# القرآن الكريم

سنڌي ترجمه

# كنزالايمان

اعلیٰ حضرت اِمام احمد رِضا بریلوی علیہ الرحمة

و

# خزائن العرفان

حضرت صدرالافاضل

سیّد محمّد نعیم الدّین مُرادآبادی علیہ الرحمة

سنڌيڪار

مفتي محمّد رحیم سکندري

جامعہ راشدیہ پیرجوگوٹ (کنگري)


ناشر

ضیاء القرآن پبلیکیشنز

گنج بخش روڈ لاھور

# القرآن الكريم

سنڌي ترجمه

# كنز الايمان

اعلیٰ حضرت اِمام احمد رِضا بریلوی عليه الرحمة

وُ

# خزائن العرفان

حضرت صدرالافاضل

سيّد مُحمّد نعيم الدّين مُرادآبادی عليه الرحمة

سنڌيڪار

مفتي مُحمّد رحِيم سڪندري

جامعه راشديه پير جو ڳوٺ (ڪنگري)

ناشر

ضياء القرآن پبليڪيشنز

گنج بخش روڊ لاهور

# گذارش

مهرباني ڪري اسان جي والدين جي مغفرت ۽ بلند درجات
۽ جيڪي هن جهان فاني مان لاڏاڻو ڪري ويا آهن انهن جي لاءِ
جنت الفردوس ۾ اعليٰ مقام لاءِ دعا ڪرڻ نہ وساريندا

## حاجي قلندر بخش سومرو ولد محمد قاسم سومرو
## مِٺي امان پائن پيڻ ۽ سندن اولاد

## دُعا

رَبِّ اجْعَلْنِي مُقِيمَ الصَّلَاةِ وَمِن ذُرِّيَّتِي ۚ رَبَّنَا وَتَقَبَّلْ دُعَاءِ ۞ رَبَّنَا اغْفِرْ لِي وَلِوَالِدَيَّ وَلِلْمُؤْمِنِينَ يَوْمَ يَقُومُ الْحِسَابُ ۞ لَا يُكَلِّفُ اللَّهُ نَفْسًا إِلَّا وُسْعَهَا ۚ لَهَا مَا كَسَبَتْ وَعَلَيْهَا مَا اكْتَسَبَتْ ۗ رَبَّنَا لَا تُؤَاخِذْنَا إِن نَّسِينَا أَوْ أَخْطَأْنَا ۚ رَبَّنَا وَلَا تَحْمِلْ عَلَيْنَا إِصْرًا كَمَا حَمَلْتَهُ عَلَى الَّذِينَ مِن قَبْلِنَا ۚ رَبَّنَا وَلَا تُحَمِّلْنَا مَا لَا طَاقَةَ لَنَا بِهِ ۖ وَاعْفُ عَنَّا وَاغْفِرْ لَنَا وَارْحَمْنَا ۚ أَنتَ مَوْلَانَا فَانصُرْنَا عَلَى الْقَوْمِ الْكَافِرِينَ ۞ وَمِنْهُم مَّن يَقُولُ رَبَّنَا آتِنَا فِي الدُّنْيَا حَسَنَةً وَفِي الْآخِرَةِ حَسَنَةً وَقِنَا عَذَابَ النَّارِ ۞

## ترجمو

اي اسان جا پالڻهار مون کي ۽ منهنجي ماءُ پيءُ کي ۽ مؤمنن کي (انهي ڏينهن) بخش جنهن ڏينهن حساب ڪڙو ٿيندو . اي منهنجا پالڻهار مون کي ۽ منهنجي اولاد مان ڪن کي نماز پڙهندڙ ڪر، اي اسان جا پالڻهار منهنجي دُعا قبول ڪر . الله ڪنهن کي سندس وس ڌاران تڪليف نہ ڏيندو آهي، جيڪي (چڱو) ڪمايائين سو سندس (فائدي) لاءِ آهي ۽ جيڪي (بڇڙو) ڪمايائين سو مٿس آهي، اي اسان جا پالڻهار جيڪڏهن وساريون يا چوڪ ڪريون تہ اسان کي نہ پڪڙ، ۽ اي اسان جا پالڻهار اسان تي اهڙو بار نہ رک جهڙو اسان کان اڳين تي رکيو هيئي، ۽ اي اسان جا پالڻهار (جنهن بار) جي ڪڻ جي اسان کي سگهہ ڪانهي سو اسان تي نہ رک، ۽ اسان کي معاف ڪر، ۽ اسان کي بخش، ۽ اسان تي مِهر ڪر، تون اسان جو سائين آهين تنهنڪري اسان کي ڪافر ٽوليءَ تي سوڀ ڏي ۽ منجهائن ڪي (اهڙا) آهن جي چوندا آهن تہ اي اسان جا پالڻهار اسان کي دنيا ۾ (بہ) چڱائي ۽ آخرت ۾ (بہ) چڱائي ڏي ۽ اسان کي باهہ جي عذاب کان بچاءِ.

### هي مقدس قرآن پاڪ جو نُسخو بالڪل مُفت آهي جيترو ٿي سگهي پنهنجن سان ونڊيو

طالب دُعا بندۂ درويش اياز گل سومرو

فقير دَرگاہ همايون شريف شڪارپور سنڌ



فَاسْتَمْسِكْ بِالَّذِيٓ أُوحِيَ
إِلَيْكَ إِنَّكَ عَلَىٰ صِرَاطٍ مُّسْتَقِيمٍ ﴿٤٣﴾
وَإِنَّهُۥ لَذِكْرٌ لَّكَ وَلِقَوْمِكَ وَسَوْفَ تُسْـَٔلُونَ ﴿٤٤﴾

پوءِ مضبوطي سان چنبڙيو رهه ان کي
جيڪو تنهنجي طرف وحي ڪيو ويو آهي
بيشڪ تون سڌي واٽ تي آهين ۽ بيشڪ
اهو (قرآن پاڪ) شرف آهي تنهنجي
واسطي ۽ تنهنجي قوم جي
واسطي ۽ (اي مسلمانو) عنقريب
اوهان کان پڇا ڪئي ويندي.

## سُوْرَةُ الْفَاتِحَةِ مَكِّيَّةٌ ١ ٥

سورة فاتحه مڪي آهي، هن ۾ ست آيتون ۽ هڪ رڪوع آهي.

آياتها ٧ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ — رڪوعها ١

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع)

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ۝١ الرَّحْمٰنِ

سڀ خوبيون الله جي لاءِ آهن جيڪو ساري جهانن جو پالڻهار. نهايت

الرَّحِيْمِ ۝٢ مٰلِكِ يَوْمِ الدِّيْنِ ۝٣ اِيَّاكَ

مهربان ٻاجهارو، جزا جي ڏينهن جو مالڪ آهي اسان تنهنجي ئي

نَعْبُدُ وَاِيَّاكَ نَسْتَعِيْنُ ۝٤ اِهْدِنَا الصِّرَاطَ

عبادت ڪريون ۽ توکان ئي مدد گهرون. اسان کي سڌي رستي تي

الْمُسْتَقِيْمَ ۝٥ صِرَاطَ الَّذِيْنَ اَنْعَمْتَ عَلَيْهِمْ ۝

هلاءِ. انهن جو رستو جن تي تو احسان ڪيو

غَيْرِ الْمَغْضُوْبِ عَلَيْهِمْ وَلَا الضَّآلِّيْنَ ۝٧

نه (انهن جو) جن تي غضب ٿيو ۽ نه گمراهن جو.

منزل ١

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

نَحْمَدُهٗ وَنُصَلِّيْ عَلٰى حَبِيْبِهِ الْكَرِيْمِ

سورة فاتحه جا نالا: فاتحه، فاتحة الڪتاب، ام القرآن، سورة الڪنز، ڪافيه، وافيه، شافيه، شفاء، سبع مثاني، نور، رقيه، سورة الحمد، سورة الدعاء، تعليم المسئلة، سورة المناجات، سورة التفويض، سور السوال، ام الڪتاب، فاتحة القرآن، سورة الصلوٰة. هن سورة ۾ ست آيتون، ستاويهه ڪلما ۽ هڪ سؤ چاليهه حرف آهن. ڪا به آيت ناسخ يا منسوخ نه آهي.

**شان نزول**:- هيءَ سورة مڪه مڪرمه يا مدينه منوره يا ٻنهي ۾ نازل ٿي. عمرو بن شرحبيل کان نقل آهي ته نبي ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم حضرت خديجه رضي الله تعالىٰ عنها کي فرمايو ته مان هڪ سڏ ٻڌندو آهيان جنهن ۾ اِقْرَاْ اُچيو ويندو آهي. ورقه بن نوفل کي اها ڳالهه ٻڌائي، هن عرض ڪيو ته جڏهن اهو آواز اچي ته اوهان اطمينان سان ٻڌو، ان کان پوءِ حضرت جبرئيل عليه السّلام خدمت ۾ حاضر ٿي عرض ڪيو ته پڙهو بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ. ان مان معلوم ٿيو ته نزول ۾ هي پهرين آيت آهي. ٻين روايتن مان معلوم ٿئي ٿو ته پهرين سورة اِقْرَاْ نازل ٿي. هن سورة ۾ سيکارڻ خاطر ٻانهن جي زبان ۾ ڪلام فرمايو ويو آهي.

**احڪام**:- مسئلو: نماز ۾ هن سورة جو پڙهڻ واجب آهي، امام ۽ اڪيلي جي لاءِ حقيقتًا يعني پنهنجي زبان سان ۽ مقتدي جي لاءِ حڪمًا يعني امام جي زبان سان. صحيح حديث ۾ آهي ته قِرَاْءَةُ الْاِمَامِ لَهٗ قِرَاءَةٌ امام جو پڙهڻ ئي جماعتي جو پڙهڻ آهي. قرآن پاڪ ۾ جماعتي کي چپ رهڻ ۽ امام جي قرأت ٻڌڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي. اِذَا قُرِئَ الْقُرْاٰنُ فَاسْتَمِعُوْا لَهٗ وَاَنْصِتُوْا. مسلم شريف جي حديث آهي، اِذَا قَرَاَ فَاَنْصِتُوْا جڏهن امام قرأت ڪري ته اوهان خاموش رهو ۽ اهو ساڳيو حڪم ٻين ڪيترين حديثن ۾ به آهي. مسئلو:- جنازي نماز ۾ دعا ياد نه هجي ته فاتحه سورة دعا جي نيت سان پڙهڻ جائز آهي (عالمگيري).

**سورة فاتحه جون فضيلتون**:- حديثن ۾ هن سورة جون ڪيترينئي فضيلتون بيان ڪيل آهن. حضور جن فرمايو ته توريت، انجيل ۽ زبور ۾ هن جهڙي سورة نازل نه ٿي. (ترمذي) هڪ ملائڪ آسمان تان لهي پاڻ ڪريمن تي سلام عرض ڪيو ۽ ٻن اهڙن نورن جي خوشخبري ڏني جيڪي حضور جن کان اڳ ڪنهن به نبيءَ کي عطا نه ٿيا: هڪ سورة فاتحه، ٻيو سورة بقره جون آخري آيتون. (مسلم شريف). سورة فاتحه هر بيماريءَ جي لاءِ شفا آهي (دارمي). سورة فاتحه سؤ دفعا پڙهي دعا گهربي ته الله تعالىٰ اها دعا قبول فرمائيندو آهي (دارمي). اَعُوْذُ بِاللّٰهِ. مسئلو: تلاوت کان اڳ ۾ اَعُوْذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيْمِ پڙهڻ سنت آهي. (خازن) پر شاگرد استاد کان پڙهندو هجي ته سنت نه آهي (شامي) مسئلو:- نماز ۾ امام ۽ اڪيلي جي لاءِ سبحان کان فارغ ٿي اعوذ بالله آهستي پڙهڻ سنت آهي. (شامي). بِسْمِ اللّٰهِ: مسئلو: بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ قرآن پاڪ جي آيت آهي، مگر سورة فاتحه يا ڪنهن ٻي سورة جو حصو نه آهي، ان ڪري نماز ۾ ڏاڍيان پڙهڻ نه گهرجي. بخاري ۽ مسلم ۾ روايت آهي ته حضور اقدس صلى الله عليه وآله وسلم ۽ حضرت ابوبڪر صديق ۽ حضرت عمر فاروق رضي الله عنهما نماز اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ سان شروع ڪندا هئا. مسئلو: تراويحن ۾ جيڪو ختم پڙهيو ويندو آهي، ان ۾ ڪٿي به هڪ ڀيرو بِسْمِ اللّٰهِ ڏاڍيان ضرور پڙهڻ گهرجي، جيئن هڪ آيت رهجي نه وڃي. مسئلو: قرآن پاڪ جي هر سورة، سورة براءت کان سواءِ بِسْمِ اللّٰهِ سان شروع ڪجي. مسئلو: سورة نمل ۾ سجدي جي آيت کان پوءِ جيڪا بسم الله آيل آهي سا پوري آيت نه آهي بلڪ آيت جو حصو آهي ان ڪري ان آيت سان گڏ ضرور پڙهي ويندي ڏاڍيان واري نماز ۾ ڏاڍيان ۽ آهستي واري نماز ۾ آهستي. مسئلو: هر جائز ڪم بسم الله سان شروع ڪرڻ مستحب آهي، ناجائز ڪم تي بسم الله پڙهڻ منع آهي. **سُورة فاتحه جا مضمون**:- هن سورة ۾ الله تعالىٰ جي تعريف، ربوبيت، رحمت، مالڪ هجڻ، عبادت جي مستحق هجڻ، خير جي توفيق، ٻانهن جي هدايت، الله تعالىٰ جي طرف متوجه ٿيڻ، عبادت جو مخصوص هجڻ، مدد طلب ڪرڻ، هدايت گهرڻ، دُعا جا آداب، نيڪن جي حال سان موافقت، گمراهن کان نفرت ۽ پاسو ڪرڻ، دنيا جي زندگيءَ جو خاتمو، جزا ۽ جزا جي ڏينهن جو تفصيل وار بيان آهي ۽ باقي سمورن مسئلن جو اجمالي طرح بيان آهي. اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ. مسئلو: هر ڪم جي شروعات ۾ بسم الله وانگر الله جو حمد بجا آڻڻ گهرجي. مسئلو: ڪڏهن حمد واجب هوندي آهي، جيئن جمعي جي خطبي ۾. ڪڏهن مستحب، جيئن نڪاح جي خطبي ۾ ۽ هر بابرڪت ڪم ۾ ۽ کائڻ پيئڻ کان پوءِ. ڪڏهن سنت مؤڪده، جيئن ڇڪ اچڻ کان پوءِ. (طحطاوي). رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ: ۾ پوري ڪائنات جي حادث، ممڪن ۽ محتاج هجڻ ۽ الله تعالىٰ جي واجب، قديم، ازلي، ابدي، حيّ، قيّوم، قادر ۽ عليم هجڻ جي طرف اشارو آهي، جن کي

## سُوْرَةُ الْبَقَرَةِ مَدَنِيَّةٌ (٢) (٨٧)

سورة بقره مدني آهي هن ۾ ٻه سؤ اسي آيتون ۽ چاليهه رڪوع آهن.

آياتها ٢٨٦ ‏ بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ‏ رڪوعاتها ٤٠

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) وا

الٓمّٓ ﴿١﴾ ذٰلِكَ الْكِتٰبُ لَا رَيْبَ ۛ فِيْهِ ۛ هُدًى

٢ اهو (وڏي رتبي وارو) ڪتاب (قرآن) جنهن ۾ ڪا به شڪ جي جاءِ نه آهي ٣

لِّلْمُتَّقِيْنَ ﴿٢﴾ الَّذِيْنَ يُؤْمِنُوْنَ بِالْغَيْبِ وَيُقِيْمُوْنَ

ڊپ وارن لاءِ هدايت آهي ٤ جيڪي اڻ ڏٺي ايمان آڻن ٥ ۽ نماز قائم رکن ٿا ٦

الصَّلٰوةَ وَمِمَّا رَزَقْنٰهُمْ يُنْفِقُوْنَ ﴿٣﴾ وَ الَّذِيْنَ

۽ اسان جي ڏني مان (اسان جي واٽ ۾) خرچ ڪن ٿا ٧ ۽ جيڪي ايمان

يُؤْمِنُوْنَ بِمَآ اُنْزِلَ اِلَيْكَ وَمَآ اُنْزِلَ مِنْ قَبْلِكَ

آڻين ٿا ان تي، جيڪو (اي محبوب) تو ڏانهن لاٿو ويو ۽ جيڪو توکان اڳ لاٿو ويو ٨

وَبِالْاٰخِرَةِ هُمْ يُوْقِنُوْنَ ﴿٤﴾ اُولٰٓئِكَ عَلٰى هُدًى مِّنْ

۽ آخرت تي يقين رکن ٿا. ٩ اهي ئي ماڻهو پنهنجي پالڻهار طرفان

رَّبِّهِمْ ۚ وَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُفْلِحُوْنَ ﴿٥﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا

هدايت تي آهن ۽ اهي ئي ڪامياب آهن. بيشڪ اهي (ماڻهو) جن جي قسمت

سَوَآءٌ عَلَيْهِمْ ءَاَنْذَرْتَهُمْ اَمْ لَمْ تُنْذِرْهُمْ لَا يُؤْمِنُوْنَ ﴿٦﴾

۾ ڪفر آهي ١٠ توڻ انهن کي ڊيڄارين يا نه ڊيڄارين، تن لاءِ هڪجهڙو آهي اهي ايمان نه آڻيندا



رب العالمين جو لفظ لازم ڪري ٿو ته هن لفظن ۾ علم الٰهيات جا اهم بحث طئي ٿي ويا. مٰلِكِ يَوْمِ الدِّيْنِ: ملڪ جي پوري ظاهر ٿيڻ جو بيان ۽ هي دليل ته الله کان سواءِ ڪو به عبادت جو لائق نه آهي؛ ڇو ته سمورا سندس ئي ملڪيت ۽ ٻانها آهن ۽ ٻانهو عبادت جو حقدار ٿي نه ٿو سگهي. انهي منجهان هي به معلوم ٿيو ته دنيا عمل جي جاءِ آهي ۽ ان جي واسطي هڪ پڄاڻي آهي، جهان جي سلسلي کي ازلي ۽ قديم چوڻ باطل آهي. دنيا جي ختم ٿيڻ کان پوءِ هڪ جزا جو ڏينهن آهي، ان سان تناسخ جو عقيدو باطل ٿي ويو. اِيَّاكَ نَعْبُدُ: ذات ۽ صفات جي ذڪر کان پوءِ اهو فرمائڻ اشارو ڪري ٿو ته عقيدو عمل کان مقدم آهي ۽ عبادت جي مقبوليت عقيدي جي صحيح هجڻ تي موقوف آهي. مسئلو: نعبد جي جمع صيغي منجهان نماز باجماعت ادا ڪرڻ جو به اشارو ملي ٿو ۽ هي به ته عوام جون عبادتون محبوبن ۽ مقبولن جي عبادتن سان گڏ هجڻ ڪري قبول ٿين ٿيون. مسئلو: هن ۾ شرڪ جو رد به آهي ته الله تعالیٰ کان سواءِ ڪنهن جي به عبادت نه ٿي ڪري سگهجي. وَاِيَّاكَ نَسْتَعِيْنُ: ۾ هي سيکاريائين ته مدد وٺڻ واسطي سان هجي يا بنا واسطي جي هجي، هر طرح سان الله تعالیٰ سان خاص آهي حقيقي مستعان (مدد طلب ڪيل) فقط خدا جي ذات آهي. باقي سڀ اسباب اوزار خادم ۽ دوست وغيره سمورا الله جي مدد جا مظهر آهن. ٻانهي کي گهرجي ته ان تي نظر رکي ۽ هر شيءِ ۾ قدرت جي هٿ کي ڪارڪن ڏسي ان مان هي سمجهڻ ته ولين ۽ نبين کان مدد وٺڻ شرڪ آهي، باطل عقيدو آهي؛ ڇو ته الله جي مقربن جي مدد الله جي مدد آهي، غير کان مدد وٺڻ نه آهي. جيڪڏهن ان آيت جا اها معنیٰ هجي ها، جيڪا وهابين سمجهي، ته پوءِ قرآن پاڪ ۾ اَعِيْنُوْنِىْ بِقُوَّةٍ ۽ اِسْتَعِيْنُوْا بِالصَّبْرِ وَالصَّلٰوةِ ڇو اچي ها ۽ حديثن ۾ اهل الله کان مدد وٺڻ جي تعليم ڇو ڏني وڃي ها. اِهْدِنَا الصِّرَاطَ الْمُسْتَقِيْمَ. ذات ۽ صفات جي معرفت کان پوءِ عبادت ۽ ان کان پوءِ دعا جو طريقو سيکاريائين، ان مان هي مسئلو به معلوم ٿيو ته ٻانهي کي عبادت کان پوءِ دعا ۾ مشغول ٿيڻ گهرجي. حديث شريف ۾ به نماز کان پوءِ دعا جي تعليم ڏني وئي آهي (الطبراني فی الکبير ۽ بيهقي في السنن) صراط مستقيم مان مراد اسلام يا قرآن يا نبي ڪريم صلی الله عليه وسلم جن جا اخلاق يا سندن آل ۽ اصحاب آهن. ان مان ثابت ٿئي ٿو ته صراط مستقيم اهلِ سنت جو طريقو آهي، جيڪي اهلِ بيت، اصحاب، سنت، قرآن ۽ سوادِ اعظم سمورن کي مڃيندا آهن. صِرَاطَ الَّذِيْنَ اَنْعَمْتَ عَلَيْهِمْ پهرين جملي جو تفسير آهي؛ ڇو ته صراط مستقيم مان مراد مسلمانن جي واٽ آهي، انهيءَ سان ڪيترائي مسئلا حل ٿي وڃن ٿا ته جن ڪم تي بزرگانِ دين جو عمل ٿي رهيو هجي، اهو صراط مستقيم ۾ داخل آهي. غَيْرِ الْمَغْضُوْبِ عَلَيْهِمْ وَلَا الضَّآلِّيْنَ. هن ۾ هدايت آهي ته حق جي طالبن کي خدا جي دشمنن ۽ انهن جي عادتن ۽ رسمن کان پاسو ڪرڻ لازم آهي. ترمذي جي روايت آهي ته مغضوب عليهم مان مراد يهودي ۽ ضالين مان مراد نصارا آهن. مسئلو: ضاد ۽ ظاء ۾ ذاتي فرق آهي ۽ ڪن صفتن جو اشتراڪ هنن کي هڪ نٿو ڪري سگهي، انهيءَ ڪري غير المغظوب ظا سان پڙهڻ جيڪڏهن ارادي سان آهي ته پوءِ قرآن ۾ تحريف آهي ۽ ڪفر ۽ جيڪڏهن نه ته ناجائز آهي. مسئلو: جيڪو شخص ضاد جي جاءِ تي ظا پڙهي ته ان جي امامت ناجائز آهي (محيط برهاني). آمِيْنَ. ان جي معنیٰ آهي ايئن ئي ڪر يا قبول فرماءِ. مسئلو: هي قرآن جو ڪلمو نه آهي. مسئلو: سورة فاتحه جي پوري ٿيڻ تي آمين چوڻ سنت آهي، نماز جي اندر ۽ نماز کان ٻاهر به. مسئلو: حضرت امام اعظم جو مذهب آهي ته نماز ۾ آمين آهستي چئجي. سڀني حديثن تي نظر ۽ تنقيد سان اهو ئي نتيجو نڪري ٿو ته ڏاڍيان جي روايتن ۾ صرف وائل جي روايت صحيح آهي، جنهن ۾ مد بها جو لفظ آهي، جنهن جي دلالت ڏاڍيان تي قطعي نه آهي. جيئن ڏاڍيان جو احتمال آهي اهڙو ئي بلڪ ان کان گهڻو همزه جي مد جو احتمال آهي. ان ڪري اها روايت ڏاڍيان جي لاءِ حجت نٿي ٿي سگهي. ٻيون روايتون جن ۾ جهر ۽ رفع جا الفاظ آهن تن جي سند ۾ ضعف آهي. ان کان علاوه اهي روايتون بالمعنیٰ آهن ۽ راويءَ جي سمجهه حديث نه آهي. تنهن ڪري آمين آهستي پڙهڻ وڌيڪ صحيح آهي.

وا سورة بقره :- هي سورة مدني آهي، حضرت ابنِ عباس رضی الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته مدينه منوره ۾ سڀ کان اڳ ۾ هيءَ سورة نازل ٿي. وَاتَّقُوْا يَوْمًا تُرْجَعُوْنَ آيت کان سواءِ، جيڪا حج وداع ۾ مڪه مڪرمه ۾ نازل ٿي. (خازن) هن سورة ۾ ٻه سؤ ڇهاسي آيتون، چاليهه رڪوع، ڇهه هزار هڪ سؤ ايڪويهه ڪلمان ۽ پنجويهه هزار پنج سؤ حرف آهن. (خازن). پهريائين قرآن پاڪ ۾ سورتن جا نالا نه لکيا ويندا هئا، هي طريقو حجاج ڪڍيو. ابن عربيءَ جو قول آهي ته سورة

باقي صفحه ٣٤

ختم الله على

الله انهن جي دلين تي ۽

قلوبهم وعلى سمعهم وعلى ابصارهم

ڪنن تي مهر هڻي آهي ۽ انهن جي اکين تي

غشاوة ولهم عذاب عظيم ⑦ ومن الناس

ڳوڙهو پردو آهي ۽ انهن لاءِ وڏو عذاب آهي ۽ ڪي ماڻهو چون

من يقول امنا بالله وباليوم الاخر وما هم

ٿا ته اسان الله تي ۽ قيامت جي ڏينهن تي ايمان آندو ۽ اهي

بمؤمنين ⑧ يخدعون الله والذين امنوا

ايمان وارا نه آهن، دوکو ڏيڻ گهرن ٿا الله کي ۽ ايمان وارن کي

وما يخدعون الا انفسهم وما يشعرون ⑨

۽ (حقيقت ۾) پاڻ کي ئي دوکو ڏين ٿا ۽ اهي نٿا سمجهن

في قلوبهم مرض فزادهم الله مرضا ولهم

انهن جي دلين ۾ (بدعقيدگيءَ جي) بيماري آهي پوءِ (ويتر) الله انهن جي بيماريءَ کي وڌايو ۽

عذاب اليم بما كانوا يكذبون ⑩ واذا قيل لهم

انهن لاءِ دردناڪ عذاب آهي سندن ڪوڙ جو بدلو ۽ جڏهن انهن کي

لا تفسدوا في الارض قالوا انما نحن مصلحون ⑪

چيو وڃي ته زمين ۾ فساد نه ڪريو، چون ٿا ته اسان سڌارو ڪندڙ آهيون

ڪان اڳ جيڪو ڪجهه الله تعالیٰ جي طرف کان ان جي نبين سڳورن تي نازل ٿيو، انهن سڀني تي اجمالاً ايمان آڻڻ فرض عين آهي ۽ قرآن شريف تي تفصيلاً فرض ڪفايه آهي، انهيءَ ڪري عوام تي ان جي تفصيلات جي علم جو حاصل ڪرڻ فرض نه آهي، جڏهن عالم موجود هجن جن ان جي علم حاصل ڪرڻ ۾ پوري ڪوشش خرچ ڪئي هجي. ٩ يعني آخرت جي گهر ۽ جيڪو ڪجهه اُن ۾ آهي، جزا ۽ حساب وغيره سڀني تي اهڙو يقين ۽ اطمينان رکن ٿا، جو ٿورو به شڪ ۽ شبهو نه آهي، هن ۾ اهلِ ڪتاب وغيره ڪافرن تي اعتراض آهي، جن جا عقيدا آخرت جي متعلق فاسد آهن. ١٠ دوستن کان پوءِ دشمنن جو ذڪر هدايت جي حڪمت آهي ته هن مقابلي ۾ هر هڪ کي پنهنجي ڪردار جي حقيقت ۽ ان جي نتيجن وغيره تي نظر ٿي وڃي. شان نزول: هي آيت ابوجهل ابولهب وغيره ڪافرن جي حق ۾ نازل ٿي جيڪي علمِ الاهيءَ ۾ ايمان کان محروم آهن ان ڪري انهن جي حق ۾ الله تعالیٰ جي مخالفت کان ڊيڄارڻ نه ڊيڄارڻ ٻئي برابر آهن. انهن کي نفعو نه ٿيندو. مگر حضور صلى الله عليه وسلم جن جي ڪوشش بيڪار نه آهي؛ ڇو ته رسالتِ عامه جي منصب جو فرض بدرجه اتم اگوائي ۽ حجت ۽ تبليغ جو قائم ڪرڻ آهي. مسئلو: اگر قوم نصيحت قبول ڪندڙ نه هجي، تڏهن به هدايت ڪندڙ کي هدايت جو ثواب ملندو آهي. هن آيت ۾ حضور صلى الله عليه واٰله وسلم جن جي دل کي اطمينان ڏيارڻ آهي ته ڪافرن جي ايمان نه آڻڻ سان اوهان غمگين نه ٿيو، اوهان جي تبليغ جي ڪوشش ڪامل آهي ان جو اجر ملندو. محروم ته هي بدنصيب آهن جن اوهان جي فرمانبرداري نه ڪئي. ڪفر جي معنیٰ الله تعالیٰ جي وجود يا ان جي هيڪڙائي يا ڪنهن نبي جي نبوت يا دين جي ضرورتن مان ڪنهن امر جو انڪار يا ڪراهت ۽ فعل جيڪو شريعت ۾ انڪار جو دليل هجي ڪفر آهي. ١١ خلاصه مطلب هيءَ آهي ته ڪافر ناسمجهيءَ ۽ گمراهيءَ ۾ اهڙا ٻڏل آهن جو حق جي ڏسڻ، ٻڌڻ، سمجهڻ کان اهڙيءَ طرح محروم ٿي ويا جيئن ڪنهن جي دل ۽ ڪنن تي مهر لڳل ۽ اکين تي پردو چڙهيل هجي. مسئلو: هن آيت مان معلوم ٿيو ته ٻانهن جا افعال قدرتِ الاهيءَ هيٺ آهن. ١٢ هن آيت مان معلوم ٿيو ته هدايت جون واٽون انهن جي لاءِ منڍ کان بند نه هيون جو عذر جي جاءِ ٿئي بلڪ انهن جو ڪفر، دشمني، سرڪشي ۽ بي دينيءَ ۽ حق جي مخالفت ۽ انبياء عليهم السلام جي دشمنيءَ جو هي انجام آهي. جيئن ڪو شخص طبيب جي مخالفت ڪري ۽ قاتل زهر کائي ۽ ان جي لاءِ دوا مان نفعي وٺڻ جي صورت نه رهي ته پوءِ اهو ئي پاڻ ملامت جو حقدار آهي. ١٣ شان نزول: هتان کان تيرهن آيتون منافقن جي باري ۾ نازل ٿيون. جيڪي باطن ۾ ڪافر هئا ۽ پنهنجي پاڻ کي مسلمان ظاهر ڪندا هئا. الله تعالیٰ فرمايو وَمَا هُمْ بِمُؤْمِنِيْنَ اهي ايمان وارا نه آهن. يعني ڪلمو پڙهڻ، اسلام جو دعويدار هجڻ، نمازون روزا ادا ڪرڻ مؤمن هجڻ لاءِ ڪافي نه آهن، جيستائين دل ۾ تصديق نه هجي. مسئلو: هن مان معلوم ٿيو ته جيترا فرقا ايمان جي دعويٰ ڪن ٿا ۽ ڪفر جو عقيدو رکن ٿا، سڀني لاءِ اهو حڪم آهي ته ڪافر اسلام کان خارج آهن، شريعت ۾ اهڙن کي منافق چوندا آهن، انهن جو نقصان ڪليل ڪافرن کان زياده آهي. مِنَ النَّاسِ فرمائڻ ۾ لطيف رمز هيءَ آهي ته هي ٽولو سٺين صفتن ۽ ڪمالن کان اهڙو عاري آهي جو اُن جو ذڪر ڪنهن وصف ۽ خوبيءَ سان نٿو ڪري سگهجي، هيئن چيو وڃي ٿو ته اهي ماڻهو آهن. مسئلو: هن مان معلوم ٿيو ته ڪنهن کي بشر چوڻ ۾ ان جي فضيلتن ۽ ڪمالات جي انڪار جو پهلو نڪري ٿو. ان ڪري قرآن پاڪ ۾ هر جاءِ تي انبياء ڪرام کي بشر چوڻ وارن کي ڪافر چيو ويو ۽ حقيقت ۾ نبين سڳورن جي شان ۾ اهڙو لفظ ادب کان پري ۽ ڪافرن جو دستور آهي. ڪن مفسرن فرمايو مِنَ النَّاسِ ٻڌندڙ کي تعجب ڏيارڻ جي لاءِ فرمايو ويو ته اهڙا فريبي مڪار ۽ اهڙا بيوقوف به ماڻهن ۾ آهن. ١٤ الله تعالیٰ ان کان پاڪ آهي ته ان کي ڪو ڌوکو ڏيئي سگهي، هو رازن ۽ مخفي ڳالهين جو ڄاڻندڙ آهي. مراد هي آهي ته منافق پنهنجي گمان ۾ خدا کي فريب ڏيڻ چاهين ٿا، يا هي ته خدا کي فريب ڏيڻ هي ئي آهي ته رسول عليه السلام کي ڌوکو ڏيڻ چاهين ڇو ته اهي ان جا خليفا آهن ۽ الله تعالیٰ پنهنجي حبيب عليه الصلوٰة والسلام کي رازن جو علم عطا فرمايو آهي، پاڻ انهن منافقن جي لڪل ڪفر تي مطلع آهن ۽ مسلمان ان جي اطلاع ڏيڻ سان باخبر آهن، انهن بي دينن جو فريب نه خدا تي هلندو نه رسول ۽ نه مؤمنن تي بلڪ حقيقت ۾ اهي پنهنجي پاڻ کي فريب ڏيئي رهيا آهن. مسئلو: هن آيت مان معلوم ٿيو ته تقيو وڏو عيب آهي، جنهن مذهب جي بنا تقيي تي آهي اهو باطل آهي، تقيي واري جو حال اعتماد جي قابل نه ٿيندو آهي نه ئي سندس توبه اطمينان جي قابل ٿيندي آهي. ان ڪري عالمن لَا تُقْبَلُ تَوْبَةُ الزِّنْدِيْقِ. ١٥ بدعقيدگيءَ کي

اَلَآ اِنَّھُمْ ھُمُ الْمُفْسِدُوْنَ وَلٰكِنْ لَّا يَشْعُرُوْنَ ⑫ وَاِذَا قِيْلَ لَھُمْ

بڌين ٿو! اهي ئي فسادي آهن پر انهن کي سمجھ ڪانه آهي. ۽ جڏهن انهن کي چيو وڃي ٿو

اٰمِنُوْا كَمَآ اٰمَنَ النَّاسُ قَالُوْٓا اَنُؤْمِنُ كَمَآ اٰمَنَ السُّفَھَآءُ ۭ اَلَآ اِنَّھُمْ

ته ايمان آڻيو جيئن ٻين ماڻهن ايمان آندو آهي ف۱۷ چون ٿا ته ڇا اسان بيوقوفن وانگر ايمان آڻيون ف۱۸؟ ٻڌين

ھُمُ السُّفَھَآءُ وَلٰكِنْ لَّا يَعْلَمُوْنَ ⑬ وَاِذَا لَقُوا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا قَالُوْٓا

ٿو! اهي ئي بيوقوف آهن پر نٿا ڄاڻن ف۱۹ ۽ جڏهن ايمان وارن سان ملن ٿا چون ٿا ته اسان ايمان آندو ۽ جڏهن

اٰمَنَّا ۚ وَاِذَا خَلَوْا اِلٰى شَيٰطِيْنِھِمْ ۙ قَالُوْٓا اِنَّا مَعَكُمْ ۙ اِنَّمَا نَحْنُ مُسْتَھْزِءُوْنَ ⑭

پنهنجن شيطانن سان اڪيلا ٿين ٿا ف۲۰ چون ٿا ته اسان ته توهان سان آهيون اسان ته ائين ئي (مسلمانن سان)

اَللّٰهُ يَسْتَھْزِئُ بِھِمْ وَيَمُدُّھُمْ فِيْ طُغْيَانِھِمْ يَعْمَھُوْنَ ⑮ اُولٰۗىِٕكَ

چٿر ڪريون ٿا ف۲۱ الله انهن سان (پنهنجي شان جي لائق) چٿر ڪري ٿو ف۲۲ ۽ انهن کي ڍر ڏئي ٿو ته پنهنجي سرڪشي ۾ ڀٽڪندا رهن اهي اهي

الَّذِيْنَ اشْتَرَوُا الضَّلٰلَةَ بِالْهُدٰى ۠ فَمَا رَبِحَتْ تِّجَارَتُھُمْ وَمَا كَانُوْا

ماڻهو آهن جن هدايت جي بدلي گمراهي خريد ڪئي ف۲۳ سو انهن جي واپار ڪو نفعو نه ڏنو ۽ اهي واپار جو رستو ڄاڻندا

مُھْتَدِيْنَ ⑯ مَثَلُھُمْ كَمَثَلِ الَّذِي اسْتَوْقَدَ نَارًا ۚ فَلَمَّآ اَضَاۗءَتْ

ئي نه هئا ف۲۴ انهن جو مثال ان ماڻهو وانگر آهي، جنهن باهه ٻاري پوءِ جڏهن خوب روشن ٿيو انجو

مَا حَوْلَهٗ ذَھَبَ اللّٰهُ بِنُوْرِھِمْ وَتَرَكَھُمْ فِيْ ظُلُمٰتٍ لَّا يُبْصِرُوْنَ ⑰

آس پاس ته الله سندن نور کسي ورتو ۽ انهن کي اونداهين ۾ ڇڏي ڏنو جو ڪجهه نٿا ڏسي سگهن ف۲۵

صُمٌّۢ بُكْمٌ عُمْيٌ فَھُمْ لَا يَرْجِعُوْنَ ⑱ اَوْ كَصَيِّبٍ مِّنَ السَّمَاۗءِ

ٻوڙا، گونگا ۽ انڌا آهن (تنهنڪري) موٽڻ وارا نه آهن يا انهن جو مثال آسمان کان لهندڙ مينهن

فِيْهِ ظُلُمٰتٌ وَّرَعْدٌ وَّبَرْقٌ ۚ يَجْعَلُوْنَ اَصَابِعَھُمْ فِيْٓ اٰذَانِهِمْ

وانگر آهي جنهن ۾ اونداهيون ۽ گوڙ ۽ وڄ هجي ف۲۶ اهي ڪڙڪن سبب موت جي ڊپ کان پنهنجن ڪنن ۾

مِّنَ الصَّوَاعِقِ حَذَرَ الْمَوْتِ ۭ وَاللّٰهُ مُحِيْطٌۢ بِالْكٰفِرِيْنَ ⑲

آڱريون وجهن ٿا، ف۲۷ ۽ الله ڪافرن کي گهيرو ڪندڙ آهي. ف۲۸

يَكَادُ الْبَرْقُ يَخْطَفُ اَبْصَارَھُمْ ۭ كُلَّمَآ اَضَاۗءَ لَھُمْ مَّشَوْا

ائين پيو معلوم ٿئي جو بجلي سندن نظرون کسي وٺندي ف۲۹ جڏهن به ڪجهه چمڪو ٿيو ان ۾

دلي مرض فرمايو ويو. ان مان معلوم ٿيو ته بد عقيدگي روحاني زندگي جي لاءِ تباهي ڪندڙ آهي. مسئلو: هن آيت مان معلوم ٿيو ته ڪوڙ حرام آهي، ان تي دردناڪ عذاب نازل ٿئي ٿو. ف۱۶ مسئلو: ڪافرن سان ماڻ جلڻ، انهن جي دين لاءِ هيرا ڦيري ۽ ڪوڙ وارن سان خوشامد ۽ چاپلوسي ۽ انهن جي خوشيءَ لاءِ صلح واروٽي وڃڻ ۽ حق جو ظاهر ڪرڻ کان پري رهڻ وغيره منافقي ۽ حرام آهي، انهيءَ کي منافقن جو فساد فرمايو ويو. اڄ ڪلهه گهڻن ماڻهن هي طريقو اختيار ڪيو آهي ته جنهن جلسي ۾ ويا اهڙائي ٿي ويا. اسلام ۾ ان جي منع ٿيل آهي، ظاهر ۽ باطن جو هڪ جهڙو نه هجڻ وڏو عيب آهي.

ف۱۷ هتي اَلنَّاس مان مراد يا صحابه ڪرام آهن يا مؤمن، جو ته خدا شناسي، فرمانبرداري ۽ عاقبت انديشيءَ جي هئڻ ڪري اهي ئي انسان چورائڻ جا حقدار آهن. مسئلو: اٰمِنُوْا كَمَآ اٰمَنَ مان ثابت ٿيو ته صالحن جي اتباع ڪرڻ محمود ۽ مطلوب آهي. مسئلو: هي به ثابت ٿيو ته مذهب اهل سنت حق آهي ڇو ته ان ۾ صالحن جي اتباع آهي. مسئلو: باقي سمورا فرقا صالحن کان ڦريل آهن ان ڪري گمراهه آهن. مسئلو: ڪن عالمن هن آيت کي زنديق جي توبه قبول ٿيڻ جو دليل قرار ڏنو آهي (بيضاوي) زنديق اهو آهي جيڪو نبوت جو اقرار ڪندڙ هجي، اسلام جي نشانين جو اظهار ڪري ۽ اندر ۾ اهڙا عقيدا رکي جيڪي متفق طور ڪفر هجن، هي به منافقن ۾ داخل آهي. ف۱۸ هن مان معلوم ٿيو ته صالحن کي برو چوڻ باطل وارن جو پراڻو طريقو آهي، اڄڪلهه جا باطل فرقا به اڳين بزرگن کي برو چون ٿا. رافضي خلفاءِ راشدين کي ۽ گهڻن صحابن کي، خارجي حضرت علي المرتضىٰ رضى الله تعالىٰ عنه کي ۽ ان جي رفيقن کي، غير مقلد مجتهد امامن خاص ڪري امام اعظم رحمة الله عليه کي، وهابي ڪثرت سان ولين ۽ مقبول ٻانهن کي، مرزائي سيني نبين کي. قرآني (چڪڙالوي) صحابه ۽ محدثن کي، نيچري سيني دين جي وڏن کي برو چون ٿا ۽ طعنا هڻن ٿا. هن آيت مان معلوم ٿيو ته هي سڀ فرقا گمراهيءَ ۾ آهن. هن ۾ ديندار عالمن جي لاءِ تسلي آهي ته اهي گمراهن جي گهٽ وڌ ڳالهائڻ کان ڏک نه ڪن، سمجهن ته هي باطل وارن جو پراڻو دستور آهي (مدارڪ)

ف۱۹ منافقن جو هي گهٽ وڌ ڳالهائڻ مسلمانن جي سامهون نه هو انهن کي ته اهي ائين ئي چوندا هئا ته اسان مخلص مؤمن آهيون جيئن ته اڳين آيت ۾ آهي اِذَا لَقُوا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا قَالُوْٓا اٰمَنَّا هي تبريا زبون پنهنجي خاص مجلسن ۾ ڪندا هئا. الله تعالىٰ انهن جو پردو چيري ڦاڙي ڇڏيو (خازن). اهڙيءَ طرح اڄڪلهه جا گمراهه فرقا مسلمانن کان پنهنجا خراب خيالات لڪائن ٿا مگر الله تعالىٰ انهن جي ڪتابن ۾ تحريرن سان سندن راز ظاهر ڪري ڇڏي ٿو. هن آيت سان مسلمانن کي خبردار ڪيو وڃي ٿو ته بي دينن جي فريبن کان هوشيار رهو ۽ دوکو نه کائو. ف۲۰ هتي شياطين مان ڪافرن جا هي سردار مراد آهن جيڪي اغوا ڪرڻ ۾ مصروف رهن ٿا (خازن ۽ بيضاوي) هي منافق جڏهن انهن سان ملن ٿا ته چون ٿا ته اسان توهان گڏ آهيون ۽ مسلمانن سان ملڻ صرف فريب ۽ ٺٺول جي طريقي سان ڪري ٿا آهي ته انهن جا راز معلوم ٿين ۽ انهن ۾ فساد پکيڙڻ جا موقعا ملن (خازن). ف۲۱ يعني ايمان جو ظاهر ڪرڻ ٺٺول جي طريقي سان، ڇا! هي اسلام جو انڪار ٿيو؟ مسئلو: انبياء عليهم السّلام ۽ دين سان ٺٺول ۽ چٿر ڪرڻ ڪفر آهي. شان نزول: هي آيت عبدالله بن ابيّ وغيره منافقن جي حق ۾ نازل ٿي. هڪ ڏينهن انهن صحابه ڪرام جي جماعت کي ايندي ڏٺو ته ابن ابيّ پنهنجن يارن کي چيو، ڏسو ته مان ڪين چا ٺو بنايان! جڏهن اهي حضرات ويجها پهتا ته ابن ابيّ پهريائين حضرت صديق اڪبر رضى الله عنه جو هٿ مبارڪ پنهنجي هٿ ۾ وٺي سندس تعريف ڪئي. اهڙيءَ طرح حضرت عمر ۽ حضرت علي رضى الله تعالىٰ عنهما جي تعريف ڪئي. حضرت علي المرتضىٰ رضى الله تعالىٰ عنه فرمايو اي ابن ابيّ خدا کان ڊڄ، نفاق کان پري ٿيءُ؛ ڇو ته منافق بدترين خلق آهن. ان تي اهو چوڻ لڳو ته اهي ڳالهيون خوف ۽ نفاق کان نه ڪيون ويون آهن، خدا جو قسم اسان توهان وانگر سچا مؤمن آهيون. جڏهن هي حضرات تشريف وٺي ويا ته اهو پنهنجن يارن ۾ پنهنجي چالبازيءَ تي فخر ڪرڻ لڳو. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ته منافق مؤمنن سان ملڻ وقت ايمان ۽ اخلاص جو اظهار ڪن ٿا ۽ انهن کان جدا ٿي پنهنجي خاص مجلسن ۾ انهن تي ٺٺول ۽ چٿر ڪن ٿا. (اخرجه الثعلبى والواحدى وضعفه ابن حجر والسيوطى فى الباب النقول. هن مان معلوم ٿيو ته صحابه ڪرام ۽ دين جي اڳواڻن تي چٿر ڪرڻ ڪفر آهي. ف۲۲ الله تعالىٰ ٺٺول ۽ سيني نقصن ۽ عيبن کان پاڪ ۽ صاف آهي. هتي ٺٺول جي جزا کي ٺٺول فرمايو ويو ته جيئن ڏيک

فِيْهِ ۚ وَ اِذَآ اَظْلَمَ عَلَيْهِمْ قَامُوْا ؕ وَلَوْ شَآءَ اللّٰهُ لَذَهَبَ

هلڻ لڳا ف٣٠ ۽ جڏهن اونداهي ٿي ته بيهجي ويا، ۽ جيڪڏهن الله گهري ها ته

بِسَمْعِهِمْ وَ اَبْصَارِهِمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَلٰى كُلِّ شَیْءٍ قَدِيْرٌ ﴿٢٠﴾

سندن ڪن ۽ اکيون کسي وٺي ها ف٣١ بيشڪ الله سڀ ڪجهه ڪري سگهي ٿو ف٣٢

يٰۤاَيُّهَا النَّاسُ اعْبُدُوْا رَبَّكُمُ الَّذِیْ خَلَقَكُمْ وَالَّذِيْنَ مِنْ

اي انسانو! ف٣٣ پنهنجي رب جي پوڄا ڪريو جنهن توهان کي ۽ توهان کان اڳين کي (به) پيدا ڪيو،

قَبْلِكُمْ لَعَلَّكُمْ تَتَّقُوْنَ ﴿٢١﴾ الَّذِیْ جَعَلَ لَكُمُ الْاَرْضَ فِرَاشًا

هيءَ اميد ڪندي جو توهان پرهيزگار ٿيو ف٣٤ جنهن اوهان لاءِ زمين کي وڇاڻو ۽

وَّالسَّمَآءَ بِنَآءً ۪ وَّاَنْزَلَ مِنَ السَّمَآءِ مَآءً فَاَخْرَجَ بِهٖ مِنَ الثَّمَرٰتِ

آسمان کي عمارت بنايو ۽ آسمان مان پاڻي لاٿائين ف٣٥ سو ان سان توهان جي کائڻ

رِزْقًا لَّكُمْ ۚ فَلَا تَجْعَلُوْا لِلّٰهِ اَنْدَادًا وَّ اَنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ﴿٢٢﴾ وَاِنْ

لاءِ ڪجهه ميوا ڪڍيائين، پوءِ الله جي لاءِ جاڻي واڻي شريڪ نه بنايو ف٣٦

كُنْتُمْ فِیْ رَيْبٍ مِّمَّا نَزَّلْنَا عَلٰى عَبْدِنَا فَاْتُوْا بِسُوْرَةٍ مِّنْ

۽ جيڪڏهن توهان کي ڪو شڪ هجي ان ڪلام) بابت جيڪو اسان پنهنجي خاص) ٻانهي ف٣٧ تي لاٿو ته ان جهڙي

مِّثْلِهٖ ۪ وَادْعُوْا شُهَدَآءَكُمْ مِّنْ دُوْنِ اللّٰهِ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿٢٣﴾

ڪا هڪ سورت ته آڻي ڏيکاريو ف٣٨ ۽ الله کان سواءِ پنهنجا "سمورا" مددگار سڏيو جيڪڏهن توهان سچا آهيو

فَاِنْ لَّمْ تَفْعَلُوْا وَلَنْ تَفْعَلُوْا فَاتَّقُوا النَّارَ الَّتِیْ وَقُوْدُهَا

پوءِ جيڪڏهن نه آڻي سگهو (اسان فرمائي ٿا ڇڏيون ته) هرگز نه آڻي سگهندؤ، سو ڊڄو ان باهه کان جنهن جو ٻارڻ

النَّاسُ وَالْحِجَارَةُ ۚۖ اُعِدَّتْ لِلْكٰفِرِيْنَ ﴿٢٤﴾ وَبَشِّرِ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا

ماڻهو (ڪافر) ۽ پٿر (بت) آهن ف٣٩ جيڪا ڪافرن لاءِ تيار ڪئي وئي آهي ف٤٠ ۽ خوشخبري ڏي انهن کي جن ايمان

وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ اَنَّ لَهُمْ جَنّٰتٍ تَجْرِیْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ ؕ

آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا ته انهن لاءِ باغ آهن، جن جي هيٺان نهرون وهن ٿيون ف٤١

كُلَّمَا رُزِقُوْا مِنْهَا مِنْ ثَمَرَةٍ رِّزْقًا ۙ قَالُوْا هٰذَا الَّذِیْ رُزِقْنَا

جڏهن انهن کي انهن باغن مان ڪو ميوو کائڻ لاءِ ڏنو ويندو (صورت ڏسي) چوندا هيءَ ته اهو ئي رزق آهي جيڪو اسان کي

دلنشين ٿئي ته هي سزا گناهه جي آهي. اهڙي موقعي تي جزا کي انهيءَ فعل سان تعبير ڪرڻ آئين فصاحت آهي. جيئن جَزَآءُ سَيِّئَةٍ سَيِّئَةٌ ۾ بيان جو سهڻو ڪمال هي آهي ته هن جملي کي اڳين جملي تي معطوف نه فرمايو ويو آهي ڇاڪاڻ ته اتي ٺٺول حقيقي معنيٰ ۾ هيءَ. ف٢٣ هدايت جي بدلي گمراهي خريد ڪرڻ يعني ايمان جي بجاءِ ڪفر اختيار ڪرڻ نهايت خساري ۽ نقصان جي ڳالهه آهي. شان نزول:- هي آيت يا انهن ماڻهن جي حق ۾ نازل ٿي جيڪي ايمان آڻڻ کان پوءِ ڪافر ٿي ويا يا يهودين جي حق ۾ جيڪي پهريائين ته حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن تي ايمان رکندا هئا، مگر جڏهن حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي تشريف آوري ٿي ته منڪر ٿي ويا. يا سڀني ڪافرن جي حق ۾ جو الله تعالىٰ انهن کي فطرت سليمه عطا فرمائي، حق جا دلائل واضح ڪيا، هدايت جون واٽون کوليون. پر انهن عقل ۽ انصاف کان ڪم نه ورتو ۽ گمراهي اختيار ڪئي.

مسئلو: هن آيت مان بيع تعاطي جو جائز هجڻ ثابت ٿيو، يعني خريد ۽ فروخت جي لفظن چوڻ بغير صرف رضامندي سان هڪ شيءِ جي بدلي ٻي شيءِ وٺڻ جائز آهي. ف٢٤ ڇو ته جيڪڏهن واپار جو طريقو ڄاڻن ها ته اصل موڙي (هدايت) نه وڃائين ها. ف٢٥ هي انهن جو مثال آهي جن کي الله تعالىٰ ڪجهه هدايت ڏني يا ان تي قدرت بخشي، پوءِ انهن ان کي وڃائي ڇڏيو ۽ ابدي دولت کي حاصل نه ڪيو، انهن جو انجام حسرت، افسوس عبرت ۽ خوف آهي، ان ۾ اهي منافق شامل آهن جن ايمان جو اظهار ڪيو ۽ دل ۾ ڪفر رکي اقرار جي روشني کي وڃائي ڇڏيو ۽ اهي به جيڪي مؤمن ٿيڻ کان بعد مرتد ٿي ويا ۽ اهي به جن کي فطرت سليمه عطا ٿي ۽ دلائل جي روشني حق کي واضح ڪيو، مگر انهن ان مان فائدو نه ورتو ۽ گمراهي اختيار ڪئي ۽ جڏهن حق ٻڌڻ ميڻ، چوڻ ۽ حق جي واٽ ڏسڻ کان محروم ٿيا ته ڪن، زبان ۽ اکيون سڀ بيڪار آهن. ف٢٦ هدايت جي بدلي گمراهي خريد ڪندڙن جو هي ٻيو مثال آهي ته جيئن برسات زمين جي آباد ڪرڻ جو سبب ٿئي ٿي ۽ ان سان خوفناڪ اونداهيون ۽ هيبتناڪ گوڙ ۽ کنوڻ ٿيندي آهي، اهڙي طرح قرآن ۽ اسلام دين جي زنده ڪرڻ جو سبب آهن، ۽ ڪفر، شرڪ ۽ نفاق اونداهيءَ وانگر. جيئن اونداهي واٽ ويندڙ کي منزل تائين پهچڻ کان رڪاوٽ پيدا ڪري ٿي



ايئن ئي ڪفر ۽ نفاق واٽ لهڻ کان رڪاوٽ آهن ۽ سزائون گوڙ جي چنيون جتون چمڪ جي مشابهه آهن. شان نزول:- منافقن مان ٻه ماڻهو حضور صلى الله عليه وسلم جن وٽان مشرڪن جي طرف ڀڳا. واٽ ۾ اهائي برسات اچي وئي جنهن جو آيت ۾ ذڪر آهي. ان ۾ سخت گجگوڙ ۽ کنوڻ هئي. جڏهن گوڙ ٿيندي هئي ته ڪنن ۾ آڱريون وجهندا هئا ته ڪٿي هي ڪنن کي ڦاڙي ماري نه وجهي. جڏهن کنوڻ ٿيندي هئي ته هلڻ لڳندا هئا، جڏهن اونداهي ٿيندي هئي ته اوندا ٿي رهجي ويندا هئا، پاڻ ۾ چوڻ لڳا خدا خير سان صبح ڪري ته حضور جن جي خدمت ۾ حاضر ٿي پنهنجا هٿ حضور جن جي هٿ مبارڪ ۾ ڏيون. انهن ايئن ڪيو ۽ اسلام تي ثابت قدم رهيا. انهن جي حال کي الله تعالىٰ منافقن جي لاءِ مثال بنايو جيڪي مجلس شريف ۾ حاضر ٿيندا هئا ته ڪنن ۾ آڱريون وجهندا هئا ته ڪٿي حضور جن جو ڪلام انهن تي اثر نه ڪري وجهي، جنهن سان مري وڃن ۽ جڏهن انهن جو مال ۽ اولاد زياده ٿيندو هو ۽ فتح ۽ غنيمت ملندي هئي ته بجلي جي چمڪ وارن وانگر هلندا هئا ۽ چوندا هئا ته هاڻي دين محمدي سچو آهي ۽ جڏهن مال ۽ اولاد هلاڪ ٿيندو هو ۽ ڪا مصيبت ايندي هئي ته برسات جي اونداهين ۾ بيٺڪيلن وانگر چوندا هئا ته هي مصيبتون هن ئي دين جي ڪري آهن ۽ اسلام کان ڦري ويندا هئا. (لباب النقول للسيوطي) ف٢٧ جيئن اونداهي رات ۾ ڪاري اونداهي ڇانيل هجي ۽ بجلي جي گوڙ ۽ کنوڻ جهنگ ۾ مسافرن کي حيران ڪندي هجي ۽ اهي گجگوڙ جي وحشتناڪ آواز کان هلاڪت جي ڊپ ڪري ڪنن ۾ آڱريون وجهندا هجن، ايئن ڪافر قرآن جي ٻڌڻ کان ڪن بند ڪندا آهن ۽ انهن کي انديشو ٿيندو آهي ته متان ان جا دل تي ويهندڙ مضمون اسلام ۽ ايمان جي طرف مائل ڪري ان ڏاڏي جو (ڪفري) دين نه ڇڏائي وجهن، جيڪو انهن وٽ موت جي برابر آهي. ف٢٨ تنهن ڪري هي ڀڄڻ ڪو به فائدو نه ٿو ڏيئي سگهي. ڇاڪاڻ ته اهي ڪنن ۾ آڱريون وجهي ڪري قهر الاهي کان ڇوٽڪارو لهي نه ٿا سگهن. ف٢٩ جيئن بجلي جي چمڪ. معلوم ٿئي ٿو ته بينائي کي ختم ڪري ڇڏيندي، ايئن ئي چٽن دليلن جو نور انهن جي اکين جي ڏسڻ جي طاقت کي ختم ڪري ٿو. ف٣٠ جهڙي طرح اونداهي رات ڪڪر ۽ برسات جي اونداهين ۾ مسافر پريشان ٿيندو آهي، جڏهن بجلي چمڪندي آهي ته ڪجهه هلندو آهي ۽ جڏهن اونداهي ٿيندي آهي ته بيهجي ويندو آهي، اهڙي طرح

مِنْ قَبْلُ وَاُتُوْا بِهٖ مُتَشَابِهًا ؕ وَلَهُمْ فِيْهَآ اَزْوَاجٌ مُّطَهَّرَةٌ ۙ

پهرياڻين مليو هو و۴۲ ۽ انهن کي اهو (صورت) ۾ ملندڙ تہ جلندڙ ڏنو ويو هو (ذائقو جدا هو س) ۽ انهن لاءِ تن باغن ۾ پاڪ زالون

وَّهُمْ فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ﴿۲۵﴾ اِنَّ اللّٰهَ لَا يَسْتَحْيٖٓ اَنْ يَّضْرِبَ مَثَلًا

آهن و۴۳ ۽ اهي انهن ۾ هميشہ رهندا و۴۴ بيشڪ الله حيا نٿو فرمائي هن کان جو مثال سمجهائڻ لاءِ ڪهڙي شيءِ جو ذڪر

مَّا بَعُوْضَةً فَمَا فَوْقَهَا ؕ فَاَمَّا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا فَيَعْلَمُوْنَ اَنَّهُ

فرمائي، مڇر هجي يا ان کان بہ مٿيرو و۴۵ پوءِ اهي جن ايمان آندو، سي ڄاڻن ٿا تہ هي (مثال) سندن رب

الْحَقُّ مِنْ رَّبِّهِمْ ۚ وَاَمَّا الَّذِيْنَ كَفَرُوْا فَيَقُوْلُوْنَ مَاذَآ اَرَادَ

جي طرفان برحق آهي و۴۶ باقي ڪافر (سي) چون ٿا تہ اهڙي مثال مان الله جو ڇا مقصد

اللّٰهُ بِهٰذَا مَثَلًا ۘ يُضِلُّ بِهٖ كَثِيْرًا ۙ وَّيَهْدِيْ بِهٖ كَثِيْرًا ؕ وَمَا

آهي، ان سان (الله) گهڻن کي گمراهہ ڪري و۴۷ ٿو ۽ گهڻن کي ان سان هدايت فرمائي ٿو ۽ ان سان

يُضِلُّ بِهٖٓ اِلَّا الْفٰسِقِيْنَ ﴿۲۶﴾ الَّذِيْنَ يَنْقُضُوْنَ عَهْدَ اللّٰهِ مِنْۢ بَعْدِ

گمراهہ فقط بي فرمانن کي ئي ڪري ٿو. و۴۸ جيڪي الله جي عهد کي پڪو ڪرڻ بعد

مِيْثَاقِهٖ ۪ وَيَقْطَعُوْنَ مَآ اَمَرَ اللّٰهُ بِهٖٓ اَنْ يُّوْصَلَ وَيُفْسِدُوْنَ

ڀڃن ٿا ۽ و۴۹ ان (شيءِ) کي ڪپن ٿا جنهن جي ڳنڍڻ جو الله حڪم ڏنو آهي ۽ زمين ۾ فساد

فِي الْاَرْضِ ؕ اُولٰٓئِكَ هُمُ الْخٰسِرُوْنَ ﴿۲۷﴾ كَيْفَ تَكْفُرُوْنَ بِاللّٰهِ وَكُنْتُمْ

پکيڙين ٿا و۵۰الف اهي ئي نقصان ۾ آهن. ڀلا اوهان ڇا جي ڪري الله جا منڪر ٿيندا

اَمْوَاتًا فَاَحْيَاكُمْ ۚ ثُمَّ يُمِيْتُكُمْ ثُمَّ يُحْيِيْكُمْ ثُمَّ اِلَيْهِ تُرْجَعُوْنَ ﴿۲۸﴾

حالانڪ اوهان مئل هئا، ان اوهان کي جيارِيو پوءِ توهان کي ماريندو ۽ اوهان کي جيارِيندو پوءِ ان جي ئي طرف موٽي ويندؤ و۵۰ب

هُوَ الَّذِيْ خَلَقَ لَكُمْ مَّا فِي الْاَرْضِ جَمِيْعًا ۚ ثُمَّ اسْتَوٰٓى اِلَى

اهوئي آهي جنهن اوهان لاءِ پيدا ڪيو جيڪي ڪجهہ زمين ۾ آهي و۵۱ پوءِ آسمان ڏانهن استوىٰ (ارادو)

السَّمَآءِ فَسَوّٰىهُنَّ سَبْعَ سَمٰوٰتٍ ؕ وَهُوَ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمٌ ﴿۲۹﴾ وَاِذْ

فرمايائين تہ پورا ست آسمان ٺاهيائين. ۽ اهو سڀ ڪجهہ ڄاڻي ٿو و۵۲ ۽ (ياد ڪريو) جڏهن تنهنجي

قَالَ رَبُّكَ لِلْمَلٰٓئِكَةِ اِنِّيْ جَاعِلٌ فِي الْاَرْضِ خَلِيْفَةً ؕ قَالُوْٓا

پالڻهار ملائڪن کي فرمايو تہ آءٌ زمين ۾ پنهنجو نائب پيدا ڪرڻ وارو آهيان و۵۳ (ان جي حڪمت ڄاڻڻ لاءِ) چيائون



اسلام جي غلبي ۽ معجزن جي روشني ۾ آرام جي وقت، منافق اسلام جي طرف مائل ٿيندا آهن. جڏهن ڪا مصيبت يا تڪليف آڏو ايندي آهي تہ ڪفر جي اونداهيءَ ۾ بيٺا رهجي ويندا آهن ۽ اسلام کان هٽڻ لڳندا آهن. انهيءَ مضمون کي ٻي آيت ۾ هن طرح ارشاد فرمايائين: اِذَا دُعُوْٓا اِلَى اللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ لِيَحْكُمَ بَيْنَهُمْ اِذَا فَرِيْقٌ مِّنْهُمْ مُّعْرِضُوْنَ وَاِنْ يَّكُنْ لَّهُمُ الْحَقُّ يَاْتُوْٓا اِلَيْهِ مُذْعِنِيْنَ (خازن. صاوي وغيره). و۳۱ يعني جيتوڻيڪ منافقن جي عمل جي اهائي تقاضا هئي، مگر الله تعالىٰ انهن جي ٻڌڻ ۽ سڏڻ کي باطل نہ ڪيو. مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو تہ سڀني جو اثر مشيتِ الاهي سان شرط ڪيل آهي مشيت کان سواءِ فقط سبب ڪجهہ نٿا ڪري سگهن. مسئلو:- هي بہ معلوم ٿيو تہ مشيت سببن جي محتاج نہ آهي، هو بي سبب جيڪو چاهي ڪري سگهي ٿو. و۳۲ شيءِ ان کي چوندا آهن جنهن کي الله گهري ۽ جيڪا مشيت هيٺ اچي سگهي، سمورا ممڪن شيءِ ۾ داخل آهن ان ڪري اهي قدرت هيٺ آهن، جيڪو ممڪن نہ آهي اهو واجب يا ممتنع آهي، ان سان قدرت ۽ ارادو متعلق نہ ٿو ٿئي، جيئن الله تعالىٰ جي ذات ۽ صفات واجب آهن ان لاءِ اندازو ڪيل نہ آهي. مسئلو:- الله تعالىٰ جي لاءِ ڪوڙ ۽ سڀ عيب محال آهن ان ڪري قدرت کي ان سان ڪجهہ واسطو نہ آهي. و۳۳ سورة جي منڍ ۾ ڪجهہ ٻڌايو ويو آهي تہ هي ڪتاب پرهيزگارن جي هدايت لاءِ نازل ٿيو پوءِ پرهيزگارن جي وصفن کي ذڪر ڪيائين. ان کان پوءِ ان کان ٽن فرقن ۽ انهن جي احوال جو ذڪر فرمايائين جيئن سعادتمند انسان هدايت ۽ پرهيزگاري جي طرف مائل هجي ۽ نافرماني ۽ بغاوت کان بچي. هاڻي تقوىٰ جي حاصل ڪرڻ جو طريقو فرمايو وڃي ٿو. يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ جو خطاب اڪثر ڪري مڪي وارن کي ۽ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا جو مديني طيبہ وارن کي ٿيندو آهي، مگر هتي هي خطاب مؤمن ۽ ڪافر کي عام آهي. هن ۾ اشارو آهي تہ انساني شرافت انهيءَ ۾ آهي تہ ماڻهو تقوىٰ حاصل ڪري ۽ عبادت ۾ مصروف رهي، عبادت اها تعظيم جي انتها آهي جيڪا ٻانهو پنهنجي عبديت ۽ معبود جي الوهيت جي اعتقاد ۽ اعتراف سان گڏ ادا ڪري. هتي عبادت عام آهي، پنهنجن سمورن نوعن، قسمن، شاخن کي شامل آهي. مسئلو:- ڪافر عبادت جا مامور آهن جهڙيءَ طرح بي وضو هجڻ نماز

جي فرض هجڻ جو منع ڪندڙ نہ آهي اهڙيءَ طرح ڪافر هجڻ عبادت جي واجب هجڻ کي منع نہ ٿو ڪري ۽ جيئن بي وضو شخص تي نماز جي فرضيت پليتيءَ جو ختم ڪرڻ لازم ڪري ٿي ايئن ئي ڪافر تي عبادت جي واجب ٿيڻ سان ڪفر جو ڇڏڻ لازم اچي ٿو. و۳۴ هن مان معلوم ٿيو تہ عبادت جو فائدو عبادت ڪندڙ کي ئي ملي ٿو. الله تعالىٰ ان کان پاڪ آهي تہ ان کي عبادت يا ڪنهن ٻي شيءِ مان نفعو حاصل ٿئي. و۳۵ پهرين آيت ۾ ايجاد ڪرڻ جي نعمت جو بيان فرمايائين تہ توهان کي ۽ توهان جي ابن کي نہ هجڻ مان موجود ڪيائين. ٻي آيت ۾ معيشت، آرام، پاڻي ۽ غذا جي سببن جو بيان فرمائي ظاهر ڪيائين تہ اهوئي نعمت جو مالڪ آهي پوءِ غير جي پوڄا حرام آهي. و۳۶ الله تعالىٰ جي توحيد کان پوءِ حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي نبوت ۽ قرآن ڪريم جي ڪتاب الاهي ۽ معجزو هئڻ جو اهو زبردست دليل بيان فرمايو وڃي ٿو جيڪو سچار طالب کي اطمينان ٿو بخشي ۽ منڪرن کي عاجز ٿو ڪري. و۳۷ خاص ٻانهي مان حضور پرنور صلى الله عليه وآله وسلم جن مراد آهن. و۳۸ يعني اهڙي سورت ٺاهي آڻي ڏيو جيڪا فصاحت، بلاغت، حسن نظم، ترتيب ۽ غيب جي خبرن ڏيڻ ۾ قرآن پاڪ جي مثل هجي. و۳۹ پٿرن مان اهي بت مراد آهن جن کي ڪافر پوڄين ٿا ۽ انهن جي محبت ۾ قرآن پاڪ ۽ رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم سان بغض جي ڪري انڪار ڪن ٿا. و۴۰ مسئلو: هن مان معلوم ٿيو تہ دوزخ پيدا ٿي چڪو آهي. مسئلو: هيءُ بہ اشارو آهي تہ مؤمن جي لاءِ الله تعالىٰ جي ڪرم سان هميشہ جهنم ۾ رهڻو نہ آهي. و۴۱ الله جي سنت آهي تہ ڪتاب ۾ ترهيب سان گڏ ترغيب بيان فرمائي

أَتَجْعَلُ فِيهَا مَنْ يُفْسِدُ فِيهَا وَيَسْفِكُ الدِّمَاءَ ۚ وَنَحْنُ نُسَبِّحُ

ڇا اهڙي کي نائب ڪندين جيڪو ان ۾ فساد پکيڙيندو ۽ خونريزي ڪندو ۽ اسان توکي ساراهيندي تنهنجي تسبيح

بِحَمْدِكَ وَنُقَدِّسُ لَكَ ۖ قَالَ إِنِّي أَعْلَمُ مَا لَا تَعْلَمُونَ ﴿٣٠﴾ وَعَلَّمَ

پڙهون ٿا ۽ تنهنجي پاڪائي بيان ڪريون ٿا. فرمايائين جيڪي توهان نٿا ڄاڻو سو مون کي معلوم آهي ۽ الله تعالى

آدَمَ الْأَسْمَاءَ كُلَّهَا ثُمَّ عَرَضَهُمْ عَلَى الْمَلَائِكَةِ فَقَالَ أَنْبِئُونِي

آدم کي مڙني (شين جا) نالا سيکاريا، پوءِ سيني (شين) کي ملائڪن تي پيش ڪري فرمايائين جيڪڏهن توهان (پنهنجي خيال ۾)

بِأَسْمَاءِ هَٰؤُلَاءِ إِنْ كُنْتُمْ صَادِقِينَ ﴿٣١﴾ قَالُوا سُبْحَانَكَ لَا عِلْمَ لَنَا

سچا آهيو ته مون کي هنن (شين) جا نالا ته ٻڌايو؟ چيائون پاڪائي آهي تنهنجي لاءِ، اسان کي ڪا به ڄاڻ نه

إِلَّا مَا عَلَّمْتَنَا ۖ إِنَّكَ أَنْتَ الْعَلِيمُ الْحَكِيمُ ﴿٣٢﴾ قَالَ يَا آدَمُ أَنْبِئْهُمْ

آهي مگر جيتري تو اسان کي سيکاري. بيشڪ تون ئي علم وارو ۽ حڪمت وارو آهين. فرمايائين اي آدم! هنن کي مڙني (شين)

بِأَسْمَائِهِمْ ۖ فَلَمَّا أَنْبَأَهُمْ بِأَسْمَائِهِمْ قَالَ أَلَمْ أَقُلْ لَكُمْ إِنِّي

جا نالا ٻڌاءِ، جڏهن آدم انهن کي سيني جا نالا ٻڌايا ته فرمايائين مان نه چوندو هوس

أَعْلَمُ غَيْبَ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ وَأَعْلَمُ مَا تُبْدُونَ وَمَا كُنْتُمْ

ته آسمانن جون ۽ زمين جون سڀ لڪل شيون ڄاڻان ٿو ۽ جو ڪجهه اوهان ظاهر ڪريو ٿا ۽ جو ڪجهه اوهان لڪايو

تَكْتُمُونَ ﴿٣٣﴾ وَإِذْ قُلْنَا لِلْمَلَائِكَةِ اسْجُدُوا لِآدَمَ فَسَجَدُوا إِلَّا إِبْلِيسَ

ٿا، سو به ڄاڻان ٿو ۽ (ياد ڪريو) جڏهن اسان ملائڪن کي حڪم ڪيو ته آدم کي سجدو ڪريو، سو سيني سجدو ڪيو سواءِ ابليس جي

أَبَىٰ وَاسْتَكْبَرَ وَكَانَ مِنَ الْكَافِرِينَ ﴿٣٤﴾ وَقُلْنَا يَا آدَمُ اسْكُنْ أَنْتَ

ان انڪار ڪيو ۽ آڪڙ ڪيائين ۽ ڪافر ٿي ويو ۽ اسان فرمايو اي آدم! تون ۽ تنهنجي

وَزَوْجُكَ الْجَنَّةَ وَكُلَا مِنْهَا رَغَدًا حَيْثُ شِئْتُمَا وَلَا تَقْرَبَا هَٰذِهِ

ڪنوار هن باغ ۾ رهو ۽ ان مان جتان وڻيوَ، مزي سان کائو، مگر هن وڻ کي ويجها نه

الشَّجَرَةَ فَتَكُونَا مِنَ الظَّالِمِينَ ﴿٣٥﴾ فَأَزَلَّهُمَا الشَّيْطَانُ عَنْهَا فَأَخْرَجَهُمَا

وڃجو نه ته زيادتي ڪندڙن مان ٿي ويندؤ. سو شيطان انهن کي ان (جنت) مان ٿيڙيو جتي رهندا هئا ان مان

مِمَّا كَانَا فِيهِ ۖ وَقُلْنَا اهْبِطُوا بَعْضُكُمْ لِبَعْضٍ عَدُوٌّ ۖ وَلَكُمْ فِي

کي الڳ ڪيائين ۽ اسان فرمايو ته هيٺ لهي وڃو. توهان پاڻ ۾ هڪ ٻئي جا دشمن آهيو ۽ توهان کي هڪ



تو، انهي ڪري ڪافرن ۽ انهن جي عملن ۽ عذاب جي ذڪر کان پوءِ مؤمنن ۽ انهن جي عملن جو ذڪر فرمايائين ۽ انهن کي جنت جي خوشخبري ڏنائين. صَالِحَاتُ يعني نيڪيون اهي عمل آهن جيڪي شرعًا سٺيون هجن. انهن ۾ فرض ۽ نفل سڀ داخل آهن. (جلالين). مسئلو: نيڪ عمل جو ايمان تي عطف دليل آهي هن جو ته عمل ايمان جو حصو نه آهي. مسئلو: هي خوشخبري مومنن صالحن جي لاءِ بلا قيد آهي ۽ گنهگارن کي جيڪا خوشخبري ڏني وئي آهي، اها الله جي مشيت سان مقيد آهي ته توڙي ڪرم فرمائي معاف ڪري، توڙي گناهن جي سزا ڏئي جنت عطا ڪري (مدارڪ). ۴۲ جنت جاميوا هڪ ٻئي سان تشبيه رکندڙ هوندا ۽ ذائقا انهن جا جدا جدا، ان ڪري جنتي چوندا ته هي ميوو ته اسان کي پهرين ملي چڪو آهي، مگر کائڻ سان نئين لذت لهندا ته انهن جو لطف تمام گهڻو ٿي ويندو. ۴۳ جنتي زالون توڙي حورون هجن يا ٻيون سڀ زنانين عارضن ۽ سيني ناپاڪين ۽ گندگين کان پاڪ هونديون، نه جسم تي مڙ هوندي نه پيشاب ۽ ڪاڪوس. ان سان گڏ اهي بدمزاجي ۽ بدخلقي کان به پاڪ هونديون. (مدارڪ ۽ خازن). ۴۴ يعني جنت وارا نه ڪڏهن فنا ٿيندا نه جنت مان ڪڍيا ويندا. مسئلو: هن مان معلوم ٿيو ته جنت ۽ جنت وارن جي لاءِ فنا نه آهي. ۴۵ شان نزول: جڏهن الله تعالى آيت مَثَلُهُمْ كَمَثَلِ الَّذِي اسْتَوْقَدَ ۽ آيت أَوْ كَصَيِّبٍ ۾ منافقن جا ٻه مثال بيان فرمايا ته منافقن هي اعتراض ڪيو ته الله تعالى ان کان مٿاهون آهي جو اهڙا مثال بيان فرمائي، ان جي رد ۾ هيءَ آيت نازل ٿي. ۴۶ جڏهن ته مثالن جو بيان حڪمت جي تقاضا ۽ مضمون کي دلنشين ڪرڻ وارو هوندو آهي ۽ عرب فصيحن جو دستور آهي، ان ڪري ان تي اعتراض غلط ۽ بي جاءِ آهي ۽ مثالن جو بيان حق آهي. ۴۷ يُضِلُّ بِهِ ڪافرن جي هن مقولي جو جواب آهي ته الله تعالى جو هن مثال مان ڇا مقصد آهي ۽ أَمَّا الَّذِينَ آمَنُوا ۽ أَمَّا الَّذِينَ كَفَرُوا جيڪي ٻه جملا مٿي ارشاد ٿيا انهن جو تفسير آهي ته ان مثال سان گهڻن کي گمراهه ڪري ٿو، جن جي عقلن تي جهل غلبو ڪيو آهي ۽ جن جي عادت تڪبر ۽ دشمني آهي ۽ جيڪي سچي امر ۽ ڪليل حڪمت جي انڪار ڪرڻ ۽ مخالفت جا عادي آهن ۽ باوجود هن جي، جو هي مثال نهايت موزون آهي، تڏهن به انڪار ڪن ٿا ۽ ان سان الله تعالى گهڻن کي هدايت فرمائي ٿو جيڪي غور تحقيق جا عادي آهن ۽ انصاف جي خلاف ڪجهه نٿا ڳالهائين، اهي ڄاڻين ٿا ته حڪمت اها ئي آهي، ته وڏي مرتبي واري شيءِ جي تمثيل ڪنهن قدر واري شيءِ سان ۽ گهٽ شيءِ جي ادنى شيءِ سان ڏني وڃي، جيئن مٿين آيت ۾ حق جي نور سان ۽ باطل جي ظلمت سان تمثيل ڏني وئي آهي. ۴۸ شريعت ۾ فاسق ان نافرمان کي چوندا آهن جيڪو ڪبيرن گناهن جو مرتڪب هجي. فسق جا ٽي درجا آهن. هڪ تغابي، اهو هي ته ماڻهو اتفاقيه ڪنهن ڪبيري گناهه جو مرتڪب ٿيو ۽ ان کي برو ئي ڄاڻندو رهيو. ٻيو انهماڪ، جو ڪبيري گناهه جو عادي ٿي ويو ۽ ان کان بچڻ جي پرواهه نه رهي. ٽيون جحود، جو حرام کي سٺو ڄاڻي مرتڪب ٿئي. هن درجي وارو ايمان کان محروم ٿي وڃي ٿو. پهرين ٻن درجن ۾ جيستائين وڏن ڪبيرن گناهن (شرڪ ۽ ڪفر) جو ارتڪاب نه ڪري ان تي مؤمن جو اطلاق ٿئي ٿو. هتي فاسقين مان اهي ئي نافرمان مراد آهن جيڪي ايمان کان خارج ٿي ويا. قرآن ڪريم ۾ ڪافرن تي به فاسق جو اطلاق ٿيو آهي، إِنَّ الْمُنَافِقِينَ هُمُ الْفَاسِقُونَ. ڪن مفسرن هتي فاسق مان ڪافر مراد ورتي آهي ڪن منافق، ڪن يهودي. ۴۹ هن مان اهو عهد مراد آهي، جيڪو الله تعالى اڳين ڪتابن ۾ حضور سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن تي ايمان آڻڻ جي نسبت فرمايو. هڪ قول هيءُ آهي ته عهد ٽي آهن. پهريون عهد اهو جيڪو الله تعالى آدم جي سموري اولاد کان ورتو ته ان جي ربوبيت جو اقرار ڪن. ان جو بيان هن آيت ۾ آهي. وَإِذْ أَخَذَ رَبُّكَ مِنْ بَنِي آدَمَ. ٻيو عهد نبين سڳورن سان خاص آهي ته رسالت جي تبليغ ڪن ۽ دين جي اقامت ڪن. ان جو بيان آيت وَإِذْ أَخَذْنَا مِنَ النَّبِيِّينَ مِيثَاقَهُمْ ۾ آهي. ٽيون عهد عالمن سان خاص آهي ته حق کي نه لڪائين. ان جو بيان وَإِذْ أَخَذَ اللَّهُ مِيثَاقَ الَّذِينَ أُوتُوا الْكِتَابَ آيت ۾ آهي. ۵۰ رشتي ۽ مائٽي جا تعلقات، مسلمانن جي دوستي ۽ محبت، سيني نبين جو مڃڻ، الله جي ڪتابن جي تصديق ڪرڻ ۽ حق تي گڏ ٿيڻ. هي اهي شيون آهن، جن جي ملائڻ جو حڪم فرمايو ويو. انهن ۾ قطع ڪرڻ، ڪن کي ڪن کان ناحق جدا ڪرڻ ۽ فرقن جي بنياد وجهڻ کان منع فرمايو ويو. ۵۰(الف) توحيد ۽ نبوت جي دليلن ۽ ڪفر ۽ ايمان جي جزا کان پوءِ الله تعالى پنهنجن عام ۽ خاص نعمتن جو ۽ قدرت جي نشانين ۽ حڪمت جي عجيب ڳالهين جو ذڪر فرمايو ۽ ڪفر جي بڇڙائپ دلنشين ڪرڻ جي لاءِ ڪافرن کي خطاب فرمايو ته توهان ڪهڙي طرح خدا جا انڪاري ٿيو ٿا، باوجود ان جي جو توهان جو پنهنجو حال، ان تي ايمان آڻڻ جي تقاضا ڪندڙ آهي، ته توهان مُئل هئا: مُئل مان جسم بي جان مراد آهي. اسان جي عرف ۾ به چوندا آهن ته زمين مُئل ٿي وئي. عرف ۾ به موت ان معنى ۾ آهي. خود قرآن پاڪ ۾ ارشاد ٿيو يُحْيِ الْأَرْضَ بَعْدَ مَوْتِهَا. پوءِ مطلب هي آهي ته توهان بي جان جسم هئا عنصر جي صورت ۾، پوءِ غذا جي شڪل ۾، پوءِ اخلاط جي صورت ۾، پوءِ نطفي جي حالت ۾ ان توهان کي ساهه ڏيئي جيئرو فرمايو. پوءِ عمر جي ميعاد پوري ٿيڻ تي اوهان کي موت ڏيندو، وري توهان کي جيئرو ڪندو. ان مان يا قبر جي زندگي مراد آهي، جيڪا سوالن جي هوندي، يا حشر جي. وري توهان حساب ۽ جزا جي لاءِ ان جي طرف موٽايا ويندؤ. پنهنجي ان حال کي ڄاڻي توهان جو ڪفر ڪرڻ نهايت عجيب آهي. هڪ قول مفسرن جو هي به آهي ته كَيْفَ تَكْفُرُونَ جو خطاب مؤمنن سان آهي. مطلب هيءُ آهي ته توهان ڪهڙي طرح ڪفر ڪري سگهو ٿا، ان حال ۾ جو توهان جهل جي موت سان مُئل هئا. الله تعالى توهان کي علم ۽ ايمان جي زندگي عطا فرمائي. ان کان پوءِ توهان جي لاءِ اهو ئي موت آهي، جيڪو عمر گذرڻ کان پوءِ سيني کي ايندو آهي. ان کان پوءِ هو توهان

الْاَرْضِ مُسْتَقَرٌّ وَّمَتَاعٌ اِلٰى حِيْنٍ ﴿٣٦﴾ فَتَلَقّٰٓى اٰدَمُ مِنْ رَّبِّهٖ كَلِمٰتٍ

وقت تائين زمين ۾ رهڻ ۽ لفعو وٺڻ آهي ٦٦ پوءِ آدم پنهنجي پالڻهار کان ڪجھ ڪلما سکي ورتا

فَتَابَ عَلَيْهِ ؕ اِنَّهٗ هُوَ التَّوَّابُ الرَّحِيْمُ ﴿٣٧﴾ قُلْنَا اهْبِطُوْا مِنْهَا جَمِيْعًا ۚ

سو الله ان جي توبه قبول ڪئي. ٦٧ بيشڪ اهوئي گهڻو توبه قبول ڪرڻ وارو ۽ باجهارو آهي. اسان فرمايو اوهان سڀ بهشت مان لهي وڃو

فَاِمَّا يَاْتِيَنَّكُمْ مِّنِّىْ هُدًى فَمَنْ تَبِعَ هُدَاىَ فَلَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَ

پوءِ جيڪڏهن لوهان وٽ منهنجي طرفان ڪا هدايت اچي، پوءِ جيڪو منهنجي هدايت جو پيروڪار ٿيءُ ته ان کي

لَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ﴿٣٨﴾ وَالَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَكَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَآ اُولٰٓئِكَ اَصْحٰبُ

نه ڪو ڀپ ۽ نه ڪو غم آهي ٦٨ ۽ جيڪي ڪفر ڪندا ۽ منهنجن آيتن کي ڪوڙو چوندا، سي ئي دوزخي

النَّارِ ۚ هُمْ فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ﴿٣٩﴾ يٰبَنِىْٓ اِسْرَآءِيْلَ اذْكُرُوْا نِعْمَتِىَ الَّتِىْٓ

آهن، انهن کي ان ۾ هميشه رهڻو آهي. اي يعقوب جي اولاد! ٦٩ ياد ڪريو منهنجو اهو احسان

اَنْعَمْتُ عَلَيْكُمْ وَاَوْفُوْا بِعَهْدِىْٓ اُوْفِ بِعَهْدِكُمْ ۚ وَاِيَّاىَ فَارْهَبُوْنِ ﴿٤٠﴾

جيڪو مون اوهان تي ڪيو ۽ منهنجو عهد پورو ڪيو ته آءٌ لوهان جو عهد پورو ڪندس ٧٠ ۽ خاص

وَاٰمِنُوْا بِمَآ اَنْزَلْتُ مُصَدِّقًا لِّمَا مَعَكُمْ وَلَا تَكُوْنُوْٓا اَوَّلَ كَافِرٍۭ بِهٖ ۪

مون کان ئي ڊڄو ٧١ ۽ ايمان آڻيو ان تي جيڪي مون لاٿو آهي (اهو) ان (ڪتاب) جي تصديق ڪندڙ آهي جيڪو اوهان وٽ موجود آهي

وَلَا تَشْتَرُوْا بِاٰيٰتِىْ ثَمَنًا قَلِيْلًا ؗ وَّاِيَّاىَ فَاتَّقُوْنِ ﴿٤١﴾ وَلَا تَلْبِسُوا

۽ سڀ کان پهريائين ان جا منڪر نه ٿيو ۽ منهنجي آيتن جي بدلي ٿورو ملهه نه وٺو ٧٢ ۽ مون کان ئي ڊڄو. ۽ حق کي باطل سان نه ملايو

الْحَقَّ بِالْبَاطِلِ وَتَكْتُمُوا الْحَقَّ وَاَنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ﴿٤٢﴾ وَاَقِيْمُوا الصَّلٰوةَ

۽ ڄاڻي واڻي حق کي نه لڪايو. ۽ نماز قائم رکو ۽ زڪواة

وَاٰتُوا الزَّكٰوةَ وَارْكَعُوْا مَعَ الرّٰكِعِيْنَ ﴿٤٣﴾ اَتَاْمُرُوْنَ النَّاسَ بِالْبِرِّ وَ

ڏيو ۽ رڪوع ڪندڙن سان گڏ رڪوع ڪريو ٧٣ ڇا! ماڻهن کي چڱائي جو حڪم ڏيو ٿا

تَنْسَوْنَ اَنْفُسَكُمْ وَاَنْتُمْ تَتْلُوْنَ الْكِتٰبَ ؕ اَفَلَا تَعْقِلُوْنَ ﴿٤٤﴾ وَاسْتَعِيْنُوْا

۽ پنهنجو پاڻ کي وساريو ٿا؟ حالانڪ لوهان ڪتاب پڙهو ٿا، ڇا! اوهان کي عقل نه آهي ٧٤ ۽ صبر ۽ نماز کان

بِالصَّبْرِ وَالصَّلٰوةِ ؕ وَاِنَّهَا لَكَبِيْرَةٌ اِلَّا عَلَى الْخٰشِعِيْنَ ﴿٤٥﴾ الَّذِيْنَ

مدد وٺو ۽ بيشڪ نماز ضرور ڳري آهي مگر انهن تي (نه آهي) جيڪي دل سان منهنجي طرف جهڪندڙ آهن. ٧٥ جن کي

ڪي دائمي زندگي عطا فرمائيندو، پوءِ توهان ان جي طرف موٽايا ويندا ۽ هو توهان کي اهڙو ثواب ڏيندو، جيڪو نه ڪنهن اک ڏٺو، نه ڪنهن ڪن ٻڌو ۽ نه ڪنهن دل تي ان جو خيال گذريو. ٥١ف:- يعني ڪاٺيون، سبزيون، جانور، درياءَ، پهاڙ ۽ جيڪي ڪجھ زمين ۾ آهي، سڀ الله تعالیٰ توهان جي ديني ۽ دنيوي نفعي جي لاءِ پيدا ڪيا آهن. ديني نفعو هن طرح ته زمين جا عجائبات ڏسي توهان کي الله تعالیٰ جي حڪمت ۽ قدرت جي معرفت ٿئي. دنيوي نفعو هي ته، کائو پيئو، آرام ڪريو، پنهنجن ڪمن ۾ آڻيو. پوءِ انهن نعمتن جي باوجود توهان ڪهڙيءَ طرح ڪفر ڪندؤ. مسئلو:- ڪرخي ۽ ابوبڪر رازي وغيره خَلَقَ لَكُمْ کي شين جي فائدي جي قابل جي اصل جي جائز هجڻ جو دليل قرار ڏنو آهي. ٥٢ف:- يعني هي پيدائش ۽ ايجاد الله تعالیٰ جي سمورين شين جي ڄاڻندڙ هجڻ جو دليل آهي ڇو ته اهڙي حڪمت واري مخلوق جو پيدا ڪرڻ بغير علم محيط جي ممڪن ۽ متصور نه آهي. مرڻ کان پوءِ زنده ٿيڻ ڪافر مشڪل ڄاڻندا هئا انهن آيتن ۾ انهن جي ڪوڙ تي مضبوط دليل قائم ڪري ڇڏيائين ته جڏهن الله تعالیٰ قادر آهي، عليم آهي ۽ جسمن جا مادا گڏ ٿيڻ ۽ زندگي جي صلاحيت به رکي ٿو ته پوءِ موت کان بعد زندگي ڪيئن محال ٿي سگهي ٿي. آسمان ۽ زمين جي پيدائش کان پوءِ الله تعالیٰ آسمان ۾ ملائڪن کي ۽ جنن کي زمين ۾ رهائش ڏني. جنن فساد ڪيو ته ملائڪن جي هڪ جماعت موڪليائين، جنهن انهن کي پهاڙن ۽ ٻيٽن ۾ ڀڄائي ڪڍيو. ٥٣ف:- خليفو حڪمن ۽ امرن جي جاري ڪرڻ ۽ ٻين تصرفات ۾ اصل جو نائب هوندو آهي. هتي خليفي مان حضرت آدم عليه السلام مراد آهي، جيتوڻيڪ ٻيا سمورا نبي الله تعالیٰ جا خليفا آهن. حضرت داؤد عليه السلام جي حق ۾ فرمايائين، يَا دَاوُدُ اِنَّا جَعَلْنٰكَ خَلِيْفَةً فِي الْاَرْضِ. ملائڪن کي آدم جي خلافت جي خبر ان ڪري ڏني ويئي ته جيئن اهي ان جي خليفي بنائڻ جي حڪمت معلوم ڪري ڄاڻن ۽ انهن تي خليفي جي عظمت ۽ شان ظاهر ٿئي ته ان کي پيدائش کان اڳ ئي خليفي جو لقب عطا ٿيو ۽ آسمان وارن کي ان جي پيدائش جي خبر ڏني ويئي. مسئلو:- هن ۾ ٻانهن کي تعليم آهي ته اهي ڪم ڪرڻ کان اڳ مشورو ڪن. الله تعالیٰ ان کان پاڪ آهي جو ان کي مشوري جي ضرورت ٿئي. ٥٤ف:- ملائڪن جو مقصد اعتراض يا حضرت آدم تي طعنو نه آهي بلڪ خلافت جي حڪمت معلوم ڪرڻ آهي ۽ انسانن جي طرف فساد پکيڙڻ جي نسبت ڪرڻ. ان جو علم يا انهن کي الله تعالیٰ جي طرف کان ڏنو ويو هجي يا لوح محفوظ کان حاصل ٿيو هجي يا خود انهن جنن تي قياس ڪيو هجي. ٥٥ف:- يعني منهنجون حڪمتون توهان تي ظاهر نه آهن. ڳالهه هيءَ آهي ته انسانن ۾ نبي به هوندا، ولي به ۽ علم به ۽ اهي علمي ۽ عملي ٻنهي فضيلتن جا جامع هوندا. ٥٦ف:- الله تعالیٰ حضرت آدم عليه السلام تي سمورين شين ۽ مڙني نالا پيش فرمائي کيس انهن جي نالن، صفتن، فعلن، خاصيتن، علمن ۽ ڪاريگرين جي اصلن سڀني جو علم الهام جي طريقي سان عطا فرمايو. ٥٧ف:- يعني

جيڪڏهن توهان پنهنجي ان خيال ۾ سچا آهيو ته مان، ڪا مخلوق توهان کان زياده ڄاڻندڙ پيدا نه ڪندس ۽ خلافت جا توهان ئي حقدار آهيو ته انهن شين جا نالا ٻڌايو. ڇو ته خليفي جو ڪم تصرف ۽ تدبير ۽ عدل ۽ انصاف آهي ۽ هي ان کان سواءِ ممڪن نه آهي ته خليفي کي انهن سمورين شين جو علم هجي جن تي ان کي متصرف فرمايو ويو ۽ جن جو ان کي فيصلو ڪرڻو آهي. مسئلو:- الله تعالیٰ حضرت آدم عليه السلام جو ملائڪن تي افضل هجڻ جو سبب علم ظاهر فرمايو. ان مان ثابت ٿيو ته علم اسماء خلوتن ۽ اڪيلائين جي عبادت کان افضل آهي. مسئلو:- هن آيت مان هي به ثابت ٿيو ته نبي سڀئي ملائڪن کان افضل آهن. ٥٨ف:- هن ۾ ملائڪن جي طرف کان پنهنجي عاجزيءَ ۽ قصور جو اعتراف ۽ ان امر جو اظهار آهي ته انهن جو سوال استفسارًا هو، نه اعتراضًا. هاڻي انهن کي انسان جي فضيلت ۽ ان جي پيدائش جي حڪمت معلوم ٿي ويئي جنهن کي اهي اڳ نه ڄاڻندا هئا. ٥٩ف:- يعني حضرت آدم عليه السلام هر شيءِ جو نالو ۽ ان جي پيدائش جي حڪمت ٻڌائي ڇڏي. ٦٠ف:- ملائڪن جيڪا ڳالهه ظاهر ڪئي هئي، اها هيءَ هئي ته انسان فساد ۽ خونريزي ڪندو ۽ جيڪا ڳالهه لڪائي هئي اها هي هئي ته خلافت جا حقدار اهي پاڻ آهن ۽ الله تعالیٰ انهن کان افضل ۽ اعلم ڪا مخلوق نه خلقيندو. مسئلو:- هن آيت مان انسان جي شرافت ۽ علم جي فضيلت ثابت ٿئي ٿي ۽ هي به ته الله تعالیٰ جي طرف سيکارڻ جي نسبت ڪرڻ صحيح آهي جيتوڻيڪ ان کي معلم نه چيو ويندو. ڇو ته عام طور معلم پيشه ور تعليم ڏيڻ واري کي چوندا آهن. مسئلو:- هن مان هيءَ به معلوم ٿيو ته سمورين ٻولين ۽ سڀ زبانون الله تعالیٰ جي طرفان آهن. مسئلو:- هي به ثابت ٿيو ته ملائڪن جي علمن ۽ ڪمالين ۾ زيادتي ٿئي ٿي. ٦١ف:- الله تعالیٰ حضرت آدم عليه السلام کي سمورين موجودات جو نمونو ۽ روحاني ۽ جسماني جهان جو مجموعو بنايائين ۽ ملائڪن جي لاءِ ڪمالين جي حاصل ڪرڻ جو وسيلو ڪيائين. پوءِ انهن کي حڪم فرمايائين ته حضرت آدم عليه السلام کي سجدو ڪريو. ڇو ته ان ۾ شڪرگذاري ۽ حضرت آدم عليه السلام جي فضيلت جي اعتراف ۽ پنهنجي قول جي معذرت جو شان لڌو وڃي ٿو. ڪن مفسرن جو قول آهي ته الله تعالیٰ حضرت آدم عليه السلام کي پيدا ڪرڻ کان اڳ ئي ملائڪن کي سجدي جو حڪم ڏنو هو. ان جي سند هيءَ آيت آهي، فَاِذَا سَوَّيْتُهٗ وَنَفَخْتُ فِيْهِ مِنْ رُّوْحِيْ فَقَعُوْا لَهٗ سٰجِدِيْنَ (بيضاوي) سجدي جو حڪم سمورن ملائڪن کي ڏنو ويو هو. اهوئي وڌيڪ صحيح آهي. (خازن). مسئلو:- سجدو ٻن قسمن جو ٿيندو آهي. هڪ عبادت جو سجدو

يَظُنُّوْنَ اَنَّهُمْ مُّلٰقُوْا رَبِّهِمْ وَاَنَّهُمْ اِلَيْهِ رٰجِعُوْنَ ﴿٤٦﴾ يٰبَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ

يقين آهي تہ انهن کي پنهنجي پالڻهار سان ملڻو آهي ۽ کين ان جي ئي طرف موٽڻو آهي.[٤٦] اي يعقوب جي اولاد

اذْكُرُوْا نِعْمَتِيَ الَّتِيْٓ اَنْعَمْتُ عَلَيْكُمْ وَاَنِّيْ فَضَّلْتُكُمْ عَلَى الْعٰلَمِيْنَ ﴿٤٧﴾ وَ

ياد ڪريو منهنجو اهو احسان جيڪو مون اوهان تي ڪيو ۽ هي تہ توهان ريجهاءِ تہ اڄ ان (وقت جي) ساري زماني وارن تي فضيلت ڏني.[٥٩] ۽

اتَّقُوْا يَوْمًا لَّا تَجْزِيْ نَفْسٌ عَنْ نَّفْسٍ شَيْـًٔا وَّلَا يُقْبَلُ مِنْهَا

۽ ان ڏينهن کان ڊڄو جنهن ڏينهن ڪو بہ (مؤمن) شخص ٻئي (ڪافر) شخص جو بدلو نہ ٿي سگهندو ۽ نہ ئي ڪنهن (ڪافر) جي سفارش قبول ڪئي

شَفَاعَةٌ وَّلَا يُؤْخَذُ مِنْهَا عَدْلٌ وَّلَا هُمْ يُنْصَرُوْنَ ﴿٤٨﴾ وَاِذْ

ويندي ۽ نہ ڪجھ وٺي ڪري (ان جي) جان ڇڏائي ويندي ۽ نہ انهن جي مدد ڪئي ويندي[٦٠] ۽ (ياد ڪريو) جڏهن اسان

نَجَّيْنٰكُمْ مِّنْ اٰلِ فِرْعَوْنَ يَسُوْمُوْنَكُمْ سُوْٓءَ الْعَذَابِ يُذَبِّحُوْنَ

اوهان کي فرعون جي ماڻهن کان ڇوٽڪارو ڏنو جيڪي توهان تي نهايت برو عذاب ڪندا هئا.[٦١] توهان جي

اَبْنَآءَكُمْ وَيَسْتَحْيُوْنَ نِسَآءَكُمْ ۭ وَفِيْ ذٰلِكُمْ بَلَآءٌ مِّنْ رَّبِّكُمْ

پٽن کي ڪُهندا هئا ۽ توهان جي ڌيئرن کي زنده ڇڏيندا هئا ۽ ان ۾ توهان جي پالڻهار طرفان وڏي مصيبت هئي (يا وڏو انعام)[٦٢]

عَظِيْمٌ ﴿٤٩﴾ وَاِذْ فَرَقْنَا بِكُمُ الْبَحْرَ فَاَنْجَيْنٰكُمْ وَاَغْرَقْنَآ اٰلَ فِرْعَوْنَ

۽ (ياد ڪريو) جڏهن اسان توهان جي لاءِ درياءَ کي چيريو، پوءِ اوهان کي بچايو سون ۽ اوهان جي اکين آڏو فرعون (۽ ان)

وَاَنْتُمْ تَنْظُرُوْنَ ﴿٥٠﴾ وَاِذْ وٰعَدْنَا مُوْسٰٓى اَرْبَعِيْنَ لَيْلَةً ثُمَّ اتَّخَذْتُمُ

جي ماڻهن کي ٻوڙيو سون ۽ (ياد ڪريو) جڏهن اسان موسىٰ سان چاليهن راتين جو واعدو فرمايو پوءِ توهان ان جي پٺيان

الْعِجْلَ مِنْۢ بَعْدِهٖ وَاَنْتُمْ ظٰلِمُوْنَ ﴿٥١﴾ ثُمَّ عَفَوْنَا عَنْكُمْ مِّنْۢ

گابي جي پوڄا شروع ڪري ڏني هئي ۽ اوهان ظالم هئا.[٦٣] پوءِ اسان ان کان پوءِ بہ معافي ڏني سون تہ من

بَعْدِ ذٰلِكَ لَعَلَّكُمْ تَشْكُرُوْنَ ﴿٥٢﴾ وَاِذْ اٰتَيْنَا مُوْسَى الْكِتٰبَ وَ

توهان احسان مڃيو[٦٤] ۽ (ياد ڪريو) جڏهن اسان موسىٰ کي ڪتاب عطا ڪيو ۽ (حق ۽ باطل ۾)

الْفُرْقَانَ لَعَلَّكُمْ تَهْتَدُوْنَ ﴿٥٣﴾ وَاِذْ قَالَ مُوْسٰى لِقَوْمِهٖ يٰقَوْمِ

تميز ڪرڻ (جي سمجهہ ڏني) تہ من اوهان راهہ تي اچو ۽ (ياد ڪريو) جڏهن موسىٰ پنهنجي قوم کي چيو، تہ اي منهنجي قوم!

اِنَّكُمْ ظَلَمْتُمْ اَنْفُسَكُمْ بِاتِّخَاذِكُمُ الْعِجْلَ فَتُوْبُوْٓا اِلٰى بَارِئِكُمْ

اوهان گابي جي ناهڻ ڪري پاڻ تي ظلم ڪيو آهي. سو پنهنجي پيدا ڪندڙ جي طرف رجوع ڪريو ۽ (ڪفاري طور)

ع ٥ / ٧

جيڪو پوڄا جي ارادي سان ڪيو ويندو آهي. ٻيو تحيت جو سجدو جنهن ۾ مسجود (سجدو ڪيل) جي تعظيم منظور هوندي آهي، نہ عبادت. مسئلو:- عبادت جو سجدو الله تعالىٰ جي لاءِ خاص آهي، ڪنهن ٻئي جي لاءِ نہ ٿو ٿي سگهي، نہ ڪنهن شريعت ۾ ڪنهن لاءِ جائز ٿيو، هتي جيڪي مفسر عبادت جو سجدو مراد وٺن ٿا اهي فرمائن ٿا تہ سجدو خاص الله تعالىٰ کي هو ۽ حضرت آدم عليه السلام قبلو بڻايو ويو هو. پوءِ اهو مسجود اليه هو، نہ مسجود له، مگر هي قول ضعيف آهي ڇو تہ هن سجدي سان حضرت آدم على نبينا وعليه الصلوٰة والسلام جو فضل ۽ شرف ظاهر فرمائڻ مقصد هو ۽ مسجود اليه جو ساجد کان افضل هجڻ ڪجھ ضروري نہ آهي جيئن تہ ڪعبہ معظم حضور سيد الانبياء صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جو قبلو ۽ مسجود اليه آهي باوجود هن جي جو حضور جن ان کان افضل آهن. ٻيو قول هي آهي تہ هتي عبادت جو سجدو نہ هو، تحيت جو سجدو هو ۽ خاص حضرت آدم عليه السلام جي لاءِ هو. زمين تي پيشاني رکي ڪري هو نہ صرف جهڪڻ: هيءُ قول صحيح آهي ۽ انهيءَ تي جمهور وارا آهن (مدارڪ). مسئلو:- تحيت جو سجدو اڳين شريعتن ۾ جائز هو. اسان جي شريعت ۾ منسوخ ڪيو ويو. هاڻي ڪنهن جي لاءِ جائز نہ آهي. ڇو تہ، جڏهن حضرت سلمان رضى الله تعالىٰ عنه حضور عليه الصلوٰة والسلام جن کي سجدي ڪرڻ جو ارادو ڪيو تہ حضور جن فرمايو! مخلوق کي نہ جڳائي تہ الله تعالىٰ کان سواءِ ڪنهن کي سجدو ڪري. (مدارڪ) ملائڪن ۾ سڀني کان پهريائين سجدي ڪرڻ وارو حضرت جبرئيل هو، پوءِ ميڪائيل، پوءِ اسرافيل ۽ پوءِ عزرائيل. ان کان پوءِ ٻيا ملائڪ مقرب. هي سجدو جمعي جي ڏينهن زوال جي وقت کان ٽيپهري تائين ڪيو ويو. هڪ قول هيءُ بہ آهي تہ مقرب ملائڪ سؤ سال ۽ هڪ ٻئي قول ۾ پنج سؤ سال سجدي ۾ رهيا. شيطان سجدو نہ ڪيو ۽ تڪبر جي ڪري هي عقيدو ڪندو رهيو تہ هو حضرت آدم کان افضل آهي. ان جي لاءِ سجدي جو حڪم معاذ الله حڪمت جي خلاف آهي ان باطل عقيدي سان هو ڪافر ٿي ويو. مسئلو:- آيت ۾ دلالت آهي تہ حضرت آدم عليه الصلوٰة والسلام ملائڪن کان افضل آهي. ان ڪري انهن کان ان کي سجدو ڪرايو ويو. مسئلو:- تڪبر نهايت بڇڙو آهي ان سان ڪڏهن، تڪبر واري جي حالت ڪفر تائين پهچندي آهي. (بيضاوي ۽ جمل) [٦٢]:- ان مان ڪڻڪ يا انگور وغيره مراد آهن. (جلالين) [٦٣]:- ظلم جي معنىٰ آهي ڪنهن شيءِ کي بي جاءِ وضع ڪرڻ هي منع آهي ۽ نبي معصوم آهن، انهن کان گناهہ ظاهر نہ ٿو ٿئي، هتي ظلم اولىٰ جي خلاف جي معنىٰ ۾ آهي. مسئلو:- نبين سڳورن کي ظالم چوڻ توهين ۽ ڪفر آهي. جيڪو چئي سو ڪافر ٿي ويندو. الله تعالىٰ مالڪ ۽ مولىٰ آهي جيڪو گهري فرمائي، ان ۾ انهن جي عزت آهي. ٻئي جي ڪهڙي طاقت جو ادب جي خلاف ڪا ڳالهہ زبان تي آڻي ۽ الله تعالىٰ جي خطا کي پنهنجي جرأت جي لاءِ سند بڻائي اسان کي تعظيم ۽ توقير ۽ ادب ۽ طاعت جو حڪم فرمايائين. اسان تي اهو ئي لازم آهي. [٦٤]:- شيطان ڪنهن طرح حضرت آدم ۽ حوا عليهما السلام وٽ پهچي ڪري چيو تہ مان توهان کي دائم واري وڻ بڌايان، حضرت آدم عليه السلام انڪار ڪيو. شيطان قسم کنيو تہ مان توهان جو خيرخواهہ آهيان، انهن کي خيال ٿيو تہ الله پاڪ جو ڪوڙو قسم ڪير کڻي سگهي ٿو. ان خيال سان حضرت حوا ان مان کاڌو ۽ پوءِ حضرت آدم کي ڏنائين ان بہ کاڌو ۽ حضرت آدم کي خيال ٿيو تہ لَا تَقْرَبَا جي نهي تنزيهي آهي، تحريمي نہ آهي. ڇو تہ جيڪڏهن اهو تحريمي سمجهي ها تہ هرگز ائين نہ ڪري ها. جو نبي معصوم هوندا آهن. هتي حضرت آدم عليه السلام کان اجتهاد ۾ خطا ٿي وئي ۽ اجتهادي خطا معصيت نہ ٿيندي آهي. [٦٥]:- حضرت آدم، حواءِ ۽ انهن جي اولاد کي جيڪا انهن جي پٺي ۾ هئي. جنت مان زمين تي وڃڻ جو حڪم ٿيو. حضرت آدم هند جي زمين ۾ سرانديپ جي پهاڙن تي ۽ حضرت حوا جدي ۾ لاٿا ويا (خازن) حضرت آدم عليه السلام جي برڪت سان زمين جي وڻن کي خوشبو پيدا ٿي (روح البيان) [٦٦]:- هن ۾ عمر جو ختم ٿيڻ يعني موت جو وقت مراد آهي ۽ حضرت آدم عليه السلام جي لاءِ خوشخبري آهي تہ دنيا صرف ٿوري عرصي جي لاءِ آهي. ان کان پوءِ وري ان کي جنت جي طرف موٽڻو آهي ۽ سندس اولاد جو مقرر وقت تائين رهڻ دليل آهي تہ دنيا جي زندگي مقرر وقت تائين آهي. عمر پوري ٿيڻ کان پوءِ انهن کي آخرت جي طرف موٽڻو آهي. [٦٧]:- آدم عليه السلام زمين تي اچڻ کان بعد ٽي سؤ سالن تائين حياءُ جي ڪري آسمان جي طرف متوجهہ ٿي نہ ڪنيو. جيتوڻيڪ حضرت داؤد عليه السلام گهڻو روئندو هو، سندس ڳوڙها سمورن زمين وارن جي ڳوڙهن کان زياده آهن، مگر حضرت آدم عليه السلام ايترو قدر رنو، جو سندس ڳوڙها حضرت داؤد عليه السلام ۽ سمورن زمين وارن جي ڳوڙهن جي مجموعي کان وڌي ويا. (خازن). طبراني، حاڪم، ابونعيم ۽ بيهقي حضرت علي المرتضىٰ رضى الله تعالىٰ عنه کان مرفوعًا روايت ڪئي تہ جڏهن حضرت آدم عليه السلام تي ڏوراپو ٿيو تہ پاڻ توبه جي فڪر ۾ حيران هو. ان پريشانيءَ جي وقت ياد آيس تہ پيدائش جي وقت ۾ متوجهہ ٿي ڏٺو هو تہ عرش تي لکيل آهي لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ، مون سمجهيو هيم تہ الله جي بارگاهہ ۾ اهو مرتبو ڪنهن کي حاصل نہ آهي جيڪو حضرت محمد ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم کي حاصل آهي جو الله تعالىٰ ان جو نالو پنهنجي نالي مبارڪ سان گڏ عرش تي لکيو. انهيءَ ڪري پاڻ پنهنجي دعا ۾ رَبَّنَا ظَلَمْنَا آيت سان گڏ هي عرض ڪيائين اَسْئَلُكَ بِحَقِّ مُحَمَّدٍ اَنْ تَغْفِرَ لِيْ. ابن منذر جي روايت ۾ آهي. اَللّٰهُمَّ اِنِّيْٓ اَسْئَلُكَ بِجَاهِ مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَكَرَامَتِهٖ عَلَيْكَ

فَاقْتُلُوْٓا اَنْفُسَكُمْ ۭ ذٰلِكُمْ خَيْرٌ لَّكُمْ عِنْدَ بَارِىِٕكُمْ ۭ فَتَابَ عَلَيْكُمْ ۭ
پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي قتل ڪريو اهو توهان جي لاءِ توهان جي پالڻهار وٽ تمام ڀلو آهي انهيءَ توهان جي توبه قبول ڪئي

اِنَّهٗ هُوَ التَّوَّابُ الرَّحِيْمُ ۝۵۴ وَاِذْ قُلْتُمْ يٰمُوْسٰى لَنْ نُّؤْمِنَ لَكَ
بيشڪ اهوئي توبه قبول ڪندڙ ۽ ٻاجهارو آهي ۽ (ياد ڪريو) جڏهن توهان چيو ته اي موسيٰ اسان توتي هرگز يقين نه ڪنداسين

حَتّٰى نَرَى اللّٰهَ جَهْرَةً فَاَخَذَتْكُمُ الصّٰعِقَةُ وَاَنْتُمْ تَنْظُرُوْنَ ۝۵۵
جيستائين خدا کي ظاهر ظهور نه ڏسون، پوءِ اوهان کي اچي ڪڙڪي (واري وڄ) ورتو ۽ اوهان ڏسي رهيا هئا.

ثُمَّ بَعَثْنٰكُمْ مِّنْۢ بَعْدِ مَوْتِكُمْ لَعَلَّكُمْ تَشْكُرُوْنَ ۝۵۶ وَظَلَّلْنَا
پوءِ اوهان جي مرڻ بعد اسان اوهان کي زنده ڪيو سون ته مَن احسان مڃو. ۽ اسان اوهان تي

عَلَيْكُمُ الْغَمَامَ وَاَنْزَلْنَا عَلَيْكُمُ الْمَنَّ وَالسَّلْوٰى ۭ كُلُوْا مِنْ
ڪڪر کي سائبان ڪيو ۽ توهان تي مَن ۽ سلويٰ لاٿو سون، اسان جون ڏنل پاڪ

طَيِّبٰتِ مَا رَزَقْنٰكُمْ ۭ وَمَا ظَلَمُوْنَا وَلٰكِنْ كَانُوْٓا اَنْفُسَهُمْ يَظْلِمُوْنَ ۝۵۷
شيون کائو ۽ انهن اسان جو ڪجهه نه بگاڙيو، ها! پنهنجي ئي جانين کي

وَاِذْ قُلْنَا ادْخُلُوْا هٰذِهِ الْقَرْيَةَ فَكُلُوْا مِنْهَا حَيْثُ شِئْتُمْ رَغَدًا وَّ
بگاڙيندا هئا. ۽ (ياد ڪريو) جڏهن اسان فرمايو ته هن ڳوٺ ۾ (رهڻ لاءِ) وڃو پوءِ ان

ادْخُلُوا الْبَابَ سُجَّدًا وَّقُوْلُوْا حِطَّةٌ نَّغْفِرْ لَكُمْ خَطٰيٰكُمْ ۭ وَ
۾ جتي وڻيو مزي سان کائو ۽ دروازي کان سجدو ڪندي داخل ٿيو ۽ چئو ته اسان جا گناه معاف ٿين، اسان اوهان جا گناه بخشي

سَنَزِيْدُ الْمُحْسِنِيْنَ ۝۵۸ فَبَدَّلَ الَّذِيْنَ ظَلَمُوْا قَوْلًا غَيْرَ الَّذِيْ
ڇڏينداسين ۽ جلد نيڪوڪارن کي وڌيڪ (اجر) ڏينداسين سو جيڪا ڳالهه انهن کي چئي وئي هئي

قِيْلَ لَهُمْ فَاَنْزَلْنَا عَلَي الَّذِيْنَ ظَلَمُوْا رِجْزًا مِّنَ السَّمَاۗءِ
ان کان سواءِ ظالمن ٻي ڳالهه بدلائي ڇڏي سو اسان انهن تي آسمان کان عذاب لاٿو

بِمَا كَانُوْا يَفْسُقُوْنَ ۝۵۹ۧ وَاِذِ اسْتَسْقٰى مُوْسٰى لِقَوْمِهٖ فَقُلْنَا
انهن جي بي فرمانيءَ جو بدلو. ۽ (ياد ڪريو) جڏهن موسيٰ پنهنجي قوم لاءِ پاڻي گهريو ته

اضْرِبْ بِّعَصَاكَ الْحَجَرَ ۭ فَانْفَجَرَتْ مِنْهُ اثْنَتَا عَشْرَةَ عَيْنًا ۭ
اسان فرمايو ته هن پٿر تي پنهنجي لٺ هڻ، پوءِ ٻارنهن ان مان ٻارهن چشما ڦٽي نڪتا

اَنْ تَغْفِرَ لِيْ خَطِيْۗـــَٔــتِيْ يعني يا رب مان تو کان تنهنجي خاص ٻانهي محمد صلى الله عليه وسلم جي ڏهڏيءَ ۽ مرتبي جي طفيل ۽ ان جي عزت جي صدقي ۾ جيڪا ان کي تنهنجيءَ درٻار ۾ حاصل آهي، بخشش گهران ٿو. هي دعا گهرڻ هئي جو الله تعاليٰ سندس بخشش فرمائي ڇڏي. مسئلو:- هن روايت مان ثابت ٿيو ته الله جي مقبول ٻانهن جي وسيلي سان دعا بحق فلان ۽ بجاه فلان چئي گهرڻ جائز آهي ۽ آدم عليه السلام جي سنت آهي. مسئلو: الله تعاليٰ تي ڪنهن جو حق واجب نه ٿو ٿئي، پر اهو پنهنجي مقبول ٻانهن کي پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان حق ڏيندو آهي. انهيءَ تفضلي حق جي وسيلي سان دعا ڪئي ويندي آهي. صحيح حديثن مان هي حق ثابت آهي، جيئن بيان ٿيو مَنْ اٰمَنَ بِاللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ وَاَقَامَ الصَّلٰوةَ وَصَامَ رَمَضَانَ كَانَ حَقًّا عَلَى اللّٰهِ اَنْ يُّدْخِلَهُ الْجَنَّةَ حضرت آدم عليه السلام جي توبه ڏهين محرم تي قبول ٿي. جنت مان ڪڍڻ جي وقت ٻين نعمتن سان گڏ عربي زبان به کانئس کسي ويئي هئي؛ ان جي جاءِ تي سندس زبان تي سرياني ٻولي جاري ڪئي ويئي. توبه جي قبول ٿيڻ کان پوءِ وري عربي زبان عطا ٿي (فتح العزيز). مسئلو:- توبه جو اصل الله جي طرف موٽڻ آهي، ان جا ٽي رڪن آهن. هڪ گناه جو اعتراف ڪرڻ، ٻيو پشيماني ۽ ٽيون ان کان ڇڏڻ جو ارادو. جيڪڏهن گناه تلافي جوڳو آهي ته ان جي تلافي ڪرڻ به لازمي آهي مثلاً نماز جي ڇڏيندڙ جي توبه لاءِ اڳين نمازن جي قضا پڙهڻ به ضروري آهي. توبه کان پوءِ حضرت جبرئيل ٿمين جي سيني جانورن ۾ حضرت آدم عليه السلام جي خلافت جو اعلان ڪيو ۽ سيني تي سندس فرمانبرداري لازم هجڻ جو حڪم ٻڌايو. سيني تابعداري جي قبول ڪرڻ جو اظهار ڪيو (فتح العزيز). ٦٨ هي صالح مؤمن جي لاءِ خوشخبري آهي ته، نه انهن کي وڏي دهشت جي وقت خوف هجي، نه آخرت ۾ غم. اهي بي غم جنت ۾ داخل ٿيندا. ٦٩ اسرائيل معنيٰ عبد الله. عبراني زبان جو لفظ آهي. هي حضرت يعقوب عليه السلام جو لقب آهي. (مدارڪ) ڪلبي مفسر چيو الله تعاليٰ يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ اعْبُدُوْا فرمائي اڳين سمورن انسانن کي عموماً دعوت ڏني. وري اِذْ قَالَ رَبُّكَ فرمائي سندن ايجاد ڪرڻ واري جو ذڪر فرمايائين. ان کان پوءِ خصوصيت سان بني اسرائيل کي دعوت ڏنائين. هي ماڻهو يهودي آهن ۽ هتان کان سيقول تائين انهن سان ڪلام جاري آهي. ڪڏهن مهرباني سان انعام ياد ڏياري دعوت ڪئي وڃي ٿي، ڪڏهن خوف ڏيارڻو وڃي ٿو، ڪڏهن حجت قائم ڪئي وڃي ٿي ڪڏهن انهن جي بدعمليءَ تي ملامت ٿئي ٿي ته ڪڏهن گذريل سزائن جو ذڪر ڪيو وڃي ٿو. ٧٠ هي احسان توهان جي ابن کي فرعون کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ، درياءَ کي چيرڻ، ڪڪر کي ڇٽ بنائڻ. انهن کان سواءِ ٻيا احسان جيڪي اڳتي اچن ٿا، انهن سڀني کي ياد ڪريو. ياد ڪرڻ هي آهي ته الله تعاليٰ جي اطاعت ۽ پوڄا ڪري شڪر بجا آڻيو، ڇو ته ڪنهن نعمت جو شڪر نه ڪرڻ ان کي وسارڻ آهي. ٧١

منزل ١

يعني توهان ايمان ۽ عبادت بجا آڻي، منهنجو عهد پورو ڪريو، مان جزاء ۽ ثواب ڏيئي توهان جو عهد پورو ڪندس ان عهد جو بيان آيت وَلَقَدْ اَخَذَ اللّٰهُ مِيْثَاقَ بَنِيْٓ اِسْرَاۗءِيْلَ ۾ آهي. ٧٢ مسئلو. هن آيت ۾ شڪر نعمت، وفاءِ وعدي جي واجب هجڻ جو بيان آهي ۽ هي به ته مؤمن کي جڳائي ته الله تعاليٰ کان سواءِ ڪنهن کان نه ڊڄي. ٧٣ يعني قرآن پاڪ، توريت ۽ انجيل تي؛ جيڪي توهان سان گڏ آهن؛ ايمان آڻيو ۽ ڪتاب وارن ۾ پهريائين ڪافر نه ٿيو جو جيڪو توهان جي تابعداري ۾ ڪفر اختيار ڪري، ان جو وبال به توهان تي هجي. ٧٤ هن آيتن مان توريت ۽ انجيل جون اهي آيتون مراد آهن، جن ۾ حضور عليه السلام جن جي نعت ۽ صفت آهي. مقصد هيءُ آهي ته حضور جن جي تعريف دنيا جي دولت جي لاءِ نه لڪايو، جو دنيا جو سامان ٿوري قيمت ۽ آخرت جي نعمت جي مقابلي ۾ بي حقيقت آهي. شان نزول:- هيءَ آيت ڪعب بن اشرف ۽ ٻين سردارن ۽ يهودي عالمن جي حق ۾ نازل ٿي. جيڪي پنهنجي قوم جي جاهلن ۽ ڪمينن کان پيسا وصول ڪندا هئا ۽ انهن تي ساليانو مقرر ڪري ڇڏيندا هئا ۽ انهن ميون ۽ نقد مالن ۾ پنهنجا حصا مقرر ڪري ورتا هئا. انهن کي خوف ٿيو ته توريت ۾ جيڪا حضور سيد عالم صلى الله تعاليٰ عليه وسلم جي تعريف ۽ صفت آهي، جيڪڏهن ان کي ظاهر ڪندا ته قوم حضور عليه الصلوٰة والسلام تي ايمان آڻيندي ۽ انهن کي ڪو به نه پڇندو ۽ هي سڀ نفعا ويندا رهندا. ان ڪري انهن پنهنجي ڪتابن ۾ تبديلي ڪئي ۽ حضور جن جي تعريف کي تبديل ڪيو. جڏهن ماڻهو انهن کان دريافت ڪندا هئا ته توريت ۾ حضور جن جون ڪهڙيون وصفون آهن، ته اهي لڪائيندا هئا ۽ هرگز نه ٻڌائيندا هئا، ان تي هي آيت نازل ٿي. (خازن وغيره) ٧٥ هن آيت ۾ نماز ۽ زڪوٰة جي فرضيت جو بيان آهي ۽ هن طرف به اشارو آهي ته نمازن کي سندن حقن جي نگهباني ۽ رڪنن جي حفاظت سان ادا ڪريو. مسئلو، جماعت جي ترغيب به آهي. حديث شريف ۾ آهي، جماعت سان گڏ نماز پڙهڻ اڪيلي پڙهڻ کان ستاويهه درجا وڌيڪ فضيلت رکي ٿي. ٧٦ شان نزول:- يهودين جي عالمن کان سندن مسلمان رشتيدارن دين اسلام بابت پڇيا ڪئي ته انهن چيو توهان ان دين تي قائم رهو. حضور سيد عالم صلى الله تعاليٰ عليه وسلم جو دين برحق ۽ ڪلام سچو آهي. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي. هڪ قول هي آهي ته آيت انهن يهودين جي حق ۾ نازل ٿي، جن عرب جي مشرڪن کي حضور جي مبعوث ٿيڻ جي خبر ڏني هئي ۽ حضور جي

قَدۡ عَلِمَ كُلُّ أُنَاسٍ مَّشۡرَبَهُمۡ ۖ كُلُوا وَاشۡرَبُوا مِنۡ رِّزۡقِ اللّٰهِ

هر قبيلي پنهنجو گهير سڃاتو ورتو. الله جي ڏني مان (خوب) کائو ۽ پيئو ۽ زمين ۾

وَلَا تَعۡثَوۡا فِي الۡأَرۡضِ مُفۡسِدِينَ ﴿٦٠﴾ وَإِذۡ قُلۡتُمۡ يَا مُوسَىٰ لَنۡ

فساد نه پکيڙيندا وتو ۽ (ياد ڪريو) جڏهن توهان (نالو وني) چيو ته اي موسىٰ

نَّصۡبِرَ عَلَىٰ طَعَامٍ وَاحِدٍ فَادۡعُ لَنَا رَبَّكَ يُخۡرِجۡ لَنَا مِمَّا تُنۡبِتُ

اسان کان ته هڪ (قسم جي) کاڌي تي هرگز صبر نه ٿيندو، سو تون رب کان دعا گهر

الۡأَرۡضُ مِنۡ بَقۡلِهَا وَقِثَّائِهَا وَفُومِهَا وَعَدَسِهَا وَبَصَلِهَا ۖ

ته اسان لاءِ زمين جون ڄايل شيون ڪڍي ڪجهه ساڳ ۽ ونگا ۽ ڪڪ ۽ مهري (جي دال) ۽ بصر

قَالَ أَتَسۡتَبۡدِلُونَ الَّذِي هُوَ أَدۡنَىٰ بِالَّذِي هُوَ خَيۡرٌ ۚ اهۡبِطُوا

فرمايائين ڇا! گهٽ شيءِ بلي (شيءِ) جي بدلي گهرو ٿا، ڀلا مصر يا شهر ۾

مِصۡرًا فَإِنَّ لَكُمۡ مَّا سَأَلۡتُمۡ ۗ وَضُرِبَتۡ عَلَيۡهِمُ الذِّلَّةُ وَالۡمَسۡكَنَةُ وَ

لهي وڃو جيڪي توهان گهريو آهي، سو اوهان کي (اتي) ملندو ۽ انهن تي خواري ۽ سڃائي (حرص جي ڪثرت) مقرر ڪئي وئي ۽

بَاءُو بِغَضَبٍ مِّنَ اللّٰهِ ۗ ذَٰلِكَ بِأَنَّهُمۡ كَانُوا يَكۡفُرُونَ بِآيَاتِ اللّٰهِ وَ

۽ خدا جي ڏمر ۾ موٽيا ۽ ۱۰۸ هي بدلو هوهن جو، جو اهي الله جي آيتن جو انڪار ڪندا هئا

يَقۡتُلُونَ النَّبِيِّينَ بِغَيۡرِ الۡحَقِّ ۗ ذَٰلِكَ بِمَا عَصَوا وَّكَانُوا يَعۡتَدُونَ ﴿٦١﴾

۽ نبين کي ناحق شهيد ڪندا هئا. ۱۰۹ انهن جي بي فرمانين ۽ حد کان لنگهڻ جو

إِنَّ الَّذِينَ آمَنُوا وَالَّذِينَ هَادُوا وَالنَّصَارَىٰ وَالصَّابِئِينَ مَنۡ

بدلو هو. بيشڪ ايمان وارن ۽ يهودين ۽ نصارن ۽

آمَنَ بِاللّٰهِ وَالۡيَوۡمِ الۡآخِرِ وَعَمِلَ صَالِحًا فَلَهُمۡ أَجۡرُهُمۡ عِنۡدَ

ستارا پوڄيندڙن مان، جن سچي دل سان الله ۽ قيامت جي ڏينهن تي ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا، انهن

رَبِّهِمۡ ۚ وَلَا خَوۡفٌ عَلَيۡهِمۡ وَلَا هُمۡ يَحۡزَنُونَ ﴿٦٢﴾ وَإِذۡ

جو اجر سندن پالڻهار وٽ آهي نه انهن کي ڪو ڊپ ۽ نه اهي غمگين ٿيندا ۽ (ياد ڪريو)

أَخَذۡنَا مِيثَاقَكُمۡ وَرَفَعۡنَا فَوۡقَكُمُ الطُّورَ ۖ خُذُوا مَا آتَيۡنَاكُمۡ

جڏهن اسان اوهان کان (توريت کي مڃڻ) جو وعدو ورتو ۽ (وعدي خلافي سبب) توهان جي مٿان طور (جبل اڇلائڻ لاءِ) بلند ڪيو ۽ جيڪي ڪجهه

تابعداري ڪرڻ جي هدايت ڪئي هئي. جڏهن حضور ڪن مبعوث ٿيا ته هي هدايت ڪرڻ وارا حسد ڪان پاڻ ڪافر ٿي ويا، ان تي انهن کي ملامت ڪئي وئي. (خازن ۽ مدارڪ) ۷۷ يعني پنهنجن ضرورتن ۾ صبر ۽ نماز ڪان مدد گهرو سبحان الله ڪهڙي نه پاڪ تعليم آهي، صبر مصيبتن جو اخلاقي مقابلو آهي. انسان عدل ۽ حق پرستيءَ جي ارادي تي ان ڪان سواءِ قائم نه ٿو رهي سگهي. صبر جا ٽي قسم آهن. هڪ: سختيءَ ۽ مصيبت تي نفس کي روڪڻ. ٻيو: طاعت ۽ عبادت جي تڪليفن ۾ مستقل رهڻ. ٽيون: گناهه جي طرف مائل ٿيڻ ڪان طبيعت پري رکڻ. ڪن مفسرن هتي صبر مان روزو مراد ورتو آهي، اهو به صبر جو هڪ قسم آهي هن آيت ۾ مصيبت جي وقت نماز سان گڏ مدد وٺڻ جي تعليم به فرمايائين. ڇوته اها بدني ۽ نفسياتي عبادت جي جامع آهي ۽ ان ۾ الله جو قرب حاصل ٿئي ٿو. حضور صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن وڏن معاملن جي پيش اچڻ تي نماز ۾ مشغول ٿي ويندا هئا. ان آيت هي به ٻڌايو ته سڀني مؤمنن ڪان سواءِ ٻين تي نماز ڳري آهي. ۷۸ هن ۾ خوشخبري آهي ته آخرت ۾ مؤمنن کي الله جي ديدار جي نعمت ملندي. ۷۹ الْعٰلَمِيْنَ ۾ حقيقي استغراق نه آهي. بلڪ مراد هي آهي ته مان توهان جي ابن ڏاڏن کي سندن زماني وارن تي فضيلت ڏني، يا جزوي فضل مراد آهي، جيڪو ٻي ڪنهن امت جي فضيلت جي انڪار جو دليل نٿو ٿئي. ان ڪري امت محمديه جي حق ۾ ارشاد ٿيو كُنۡتُمۡ خَيۡرَ أُمَّةٍ (روح البيان جمل وغيره). ۸۰: اهو قيامت جو ڏينهن آهي ۽ آيت ۾ نفس ٻه دفعا آيو آهي. پهرين مان مؤمن جو نفس ۽ ٻئي مان ڪافر جو نفس مراد آهي. (مدارڪ) ۸۱ هتان کان رڪوع جي پڇاڙيءَ تائين ڏهن نعمتن



جو بيان آهي جيڪي انهن بني اسرائيلن جي ابن کي مليون. ۸۲: قبط ۽ عماليق قوم مان جيڪو مصر جو بادشاهه ٿيو، ان کي فرعون چون ٿا، حضرت موسىٰ عليه السلام جي زماني جي فرعون جو نالو وليد بن مصعب بن ريان آهي، هتي انهيءَ جو ذڪر آهي هن جي عمر چار سو سالن ڪان زياده ٿي. آل فرعون مان سندس تابعدار مراد آهن (جمل وغيره). ۸۳، عذاب سڀ بڇڙا هوندا آهن. سُوۡءَ الۡعَذَابِ اهو بڇڙو جيڪو ٻين عذابن کان سخت هجي. ان ڪري حضرت مترجم قدس سره (بڇڙو عذاب) ترجمو ڪيو (ڪما في الجلالين وغيره) فرعون بني اسرائيل تي نهايت بي دردي سان محنت ۽ مشقت جا مشڪل ڪم لازم ڪيا هئا، پهاڙ ۽ جبل مان ڏوڍي ڏوڍي سندن چيلهيون ۽ ڪنڌ زخمي ٿي ويا هئا. غريبن تي ٽيڪس مقرر ڪيائين جيڪي سج لهڻ کان اڳ ڏاڍ سان وصول ڪيا ويندا هئا. جيڪو مسڪين ڪنهن ڏينهن ٽيڪس ادا نه ڪري سگهي، ان جا هٿ ڪنڌ سان ملائي ٻڌا ويندا هئا ۽ مهيني تائين ان مصيبت ۾ رکيو ويندو هو ۽ قسم قسم جون بي رحمانه سختيون هيون (خازن وغيره). ۸۴: فرعون خواب ڏٺو ته بيت المقدس جي طرف ڪان باهه آئي جنهن



مصر کي گهيرو ڪري سيني قبطين کي ساڙي ڇڏيو. بني اسرائيل کي ڪجهه نقصان نه پهچايائين. ان ڪان ان کي گهڻي گهٻراهٽ ٿي. ڪاهنن تعبير ڏنو ته بني اسرائيل ۾ هڪڙو ڇوڪرو پيدا ٿيندو جيڪو توهان جي هلاڪت ۽ بادشاهيءَ جي زوال جو سبب ٿيندو. فرعون هي ٻڌي حڪم ڏنو ته بني اسرائيل ۾ جيڪو ڇوڪرو پيدا ٿئي، ان کي قتل ڪيو وڃي. دايون ڳولا جي لاءِ مقرر ٿيون. ٻارهن هزار ۽ هڪ روايت موجب ستر هزار ڇوڪرا قتل ڪيا ويا ۽ نوي هزار حمل ڪيرايا ويا ۽ الله جي مشيت سان ان قوم جا پوڙها جلد جلد مرڻ لڳا. قبط قوم جي سردارن گهٻرائجي فرعون کي شڪايت ڪئي ته بني اسرائيل ۾ موت جي ڪثرت آهي ان ڳالهه تي انهن جا ٻار به قتل ڪيا وڃن ٿا ته پوءِ اسان کي خدمتگار ڪٿان هٿ ايندا. فرعون حڪم ڏنو ته هڪ سال ٻار قتل ڪيا وڃن ۽ هڪ سال ڇڏيا وڃن. پوءِ جيڪو سال ڇڏڻ جو هو ان ۾ حضرت هارون پيدا ٿيو ۽ قتل واري سال حضرت موسىٰ عليه السلام جي ولادت ٿي. ۸۵: مصيبت، امتحان ۽ آزمائش کي چوندا آهن. آزمائش نعمت سان به هوندي آهي ۽ سختيءَ ۽ محنت سان به نعمت سان بانهيءَ جي شڪرگذاريءَ ۽ محنت مان سندس صبر جو حال ظاهر ٿيندو آهي. جيڪڏهن ذَالِكُمۡ جو اشارو فرعون جي ظلمن ڏانهن هجي ته بَلَاءٌ مان محنت ۽ مصيبت مراد هوندي ۽ جيڪڏهن انهن ظلمن کان ڇوٽڪاري ڏيڻ جي طرف هجي ته پوءِ نعمت آهي. ۸۶: هي ٻي نعمت جو بيان آهي جيڪا بني اسرائيل تي ڪيائين جو انهن کي فرعونين جي ظلم ۽ ڏاڍ کان ڇوٽڪارو ڏنائين ۽ فرعون کي ان جي قوم سان گڏ انهن جي سامهون ٻوڙيائين. هتي آل فرعون مان فرعون پنهنجي قوم سان گڏ مراد آهي، جيئن كَرَّمۡنَا بَنِيٓ آدَمَ ۾ حضرت آدم ۽ آدم جي اولاد ٻئي داخل آهن (جمل). مختصر واقعو هي آهي ته حضرت موسىٰ عليه السلام الله جي حڪم سان رات جو بني اسرائيل کي مصر مان وٺي روانو ٿيو. صبح جو فرعون انهن جي ڳولا ۾ وڏو لشڪر وٺي هليو ۽ انهن کي درياءَ جي ڪناري تي وڃي ڏنائين. بني اسرائيلن فرعون جي لشڪر کي ڏسي حضرت موسىٰ عليه السلام کي فرياد ڪئي. ان الله جي حڪم سان درياءَ ۾ عصا (لٺ) هنئي، ان جي برڪت سان وچ درياءَ ۾ ٻارهن سڪل رستا پيدا ٿي ويا، پاڻي پٿرن وانگر بيهي رهيو انهن پاڻياٺي پٿرن ۾ جاري وانگر روشندان ٺهي ويا. بني اسرائيل جي هر جماعت انهن رستن ۾ هڪ ٻئي کي ڏسندي ۽ هڪ ٻئي سان ڳالهيون ڪندي

بِقُوَّةٍ وَّاذْكُرُوْا مَا فِيْهِ لَعَلَّكُمْ تَتَّقُوْنَ ﴿٦٣﴾ ثُمَّ تَوَلَّيْتُمْ مِّنْۢ

اسان اوهان کي ڏنو آهي ان کي مضبوطيءَ سان وٺو ۽ ان جا مضمون ياد ڪريو هن اميد ته توهان کي پرهيزگاري ملي. پوءِ ان بعد توهان ڦري ويا

بَعْدِ ذٰلِكَ ۚ فَلَوْلَا فَضْلُ اللّٰهِ عَلَيْكُمْ وَرَحْمَتُهٗ لَكُنْتُمْ مِّنَ

جيڪڏهن الله جو فضل ۽ ان جي رحمت اوهان تي نه هجي ها ته اوهان نقصان وارن مان ٿي

الْخٰسِرِيْنَ ﴿٦٤﴾ وَلَقَدْ عَلِمْتُمُ الَّذِيْنَ اعْتَدَوْا مِنْكُمْ فِي السَّبْتِ

وڃو ها ۽ بيشڪ توهان کي معلوم آهي ته اوهان مان اهي جن ڇنڇر (جي ڏينهن) ۾ زيادتي ڪئي پوءِ اسان

فَقُلْنَا لَهُمْ كُوْنُوْا قِرَدَةً خٰسِـِٕيْنَ ﴿٦٥﴾ ۚ فَجَعَلْنٰهَا نَكَالًا لِّمَا بَيْنَ

انهن کي فرمايو ته ڌتڪاريل باندر ٿي وڃو. پوءِ اسان (هن شهر جي) هي واقعو ان زماني وارن ۽ پوين (قومن) جي لاءِ عبرت

يَدَيْهَا وَمَا خَلْفَهَا وَمَوْعِظَةً لِّلْمُتَّقِيْنَ ﴿٦٦﴾ وَاِذْ قَالَ مُوْسٰى

ڪيو ۽ پرهيزگارن جي لاءِ نصيحت (ڪيو سون). ۽ (ياد ڪريو) جڏهن موسيٰ پنهنجي قوم

لِقَوْمِهٖٓ اِنَّ اللّٰهَ يَاْمُرُكُمْ اَنْ تَذْبَحُوْا بَقَرَةً ؕ قَالُوْٓا اَتَتَّخِذُنَا

کي فرمايو بيشڪ خدا توهان کي هڪ ڍڳيءَ جي ڪهڻ جو حڪم ڪري ٿو، چيائون ڇا تون اسان کي مسخرو بڻائين ٿو،

هُزُوًا ؕ قَالَ اَعُوْذُ بِاللّٰهِ اَنْ اَكُوْنَ مِنَ الْجٰهِلِيْنَ ﴿٦٧﴾ قَالُوا ادْعُ

چيائين ته آءٌ الله کان پناهه ٿو گهران جو جاهلن مان ٿيان. چيائون پنهنجي پالڻهار کان

لَنَا رَبَّكَ يُبَيِّنْ لَّنَا مَا هِيَ ؕ قَالَ اِنَّهٗ يَقُوْلُ اِنَّهَا بَقَرَةٌ لَّا

دعا گهر ته اسان کي ٻڌائي ته اها (ڍڳي) ڪهڙي آهي، چيائين بيشڪ اهو فرمائي ٿو ته اها هڪ ڍڳي آهي جا

فَارِضٌ وَّلَا بِكْرٌ ؕ عَوَانٌۢ بَيْنَ ذٰلِكَ ؕ فَافْعَلُوْا مَا تُؤْمَرُوْنَ ﴿٦٨﴾

نه پوڙهي ۽ نه گابي آهي (بلڪ) انهن ٻنهي جي درميان آهي، پوءِ جنهن جو اوهان کي حڪم ٿئي سو ڪريو.

قَالُوا ادْعُ لَنَا رَبَّكَ يُبَيِّنْ لَّنَا مَا لَوْنُهَا ؕ قَالَ اِنَّهٗ يَقُوْلُ اِنَّهَا

چيائون پنهنجي پالڻهار کان دعا گهر ته اسان کي ٻڌائي ته ان جو رنگ ڪهڙو آهي، چيائين فرمائي ٿو ته اها ڍڳي

بَقَرَةٌ صَفْرَآءُ ۙ فَاقِعٌ لَّوْنُهَا تَسُرُّ النّٰظِرِيْنَ ﴿٦٩﴾ قَالُوا ادْعُ لَنَا

ڦڪي رنگ جي آهي، ان جو گهرو رنگ آهي، ڏسندڙن کي وڻي ٿي. چيائون پنهنجي پالڻهار کان دعا

رَبَّكَ يُبَيِّنْ لَّنَا مَا هِيَ ۙ اِنَّ الْبَقَرَ تَشٰبَهَ عَلَيْنَا ؕ وَاِنَّآ اِنْ

گهر ته اسان کي صاف صاف ٻڌائي ته اها ڍڳي ڪهڙي آهي، بيشڪ ڍڳين ۾ اسان کي شڪ پئجي ويو آهي ۽ الله گهريو ته

لنگهي ويئي. فرعون درياءَ ۾ رستا ڏسي انهن ۾ هلڻ لڳو. جڏهن انجو سمورو لشڪر درياءَ جي اندر اچي ويو ته درياءَ اصلي حالت تي آيو ۽ سمورا فرعوني ان ۾ ٻڏي ويا. درياءَ جي ويڪر چار فرسنگ هئي. هي واقعو بحر قلزم جو آهي جيڪو بحر فارس جي ڪناري تي آهي يا بحر ماوراء مصر، جنهن کي اساف چوندا آهن. بني اسرائيل درياءَ جي ڪناري فرعونين جي ٻڏڻ جو منظر ڏسي رهيا هئا. هي ٻڏڻ محرم جي ڏهين تاريخ تي ٿيو. حضرت موسيٰ عليه السلام ان ڏينهن شڪراني جو روزو رکيو. نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي زماني تائين به يهودي ان ڏينهن جو روزو رکندا هئا. حضور جن به ان ڏينهن جو روزو رکيو ۽ فرمايو ته حضرت موسيٰ عليه السلام جي فتح جي خوشي ملهائڻ ۽ ان جي شڪرگذاري ڪرڻ جا اسان يهودين کان وڌيڪ حقدار آهيون. مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته عاشوري جو روزو سنت آهي. مسئلو: هي به معلوم ٿيو ته نبين سڳورن تي جيڪي الله جا انعام هجن، ان جو يادگار قائم ڪرڻ ۽ شڪر بجا آڻڻ مسنون آهي. مسئلو:- هي به معلوم ٿيو ته اهڙن ڪمن ۾ ڏينهن جو مقرر ڪرڻ رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي سنت آهي. مسئلو:- هي به معلوم ٿيو ته نبين سڳورن جو يادگار جيڪڏهن ڪافر به قائم ڪندا هجن ته به ان کي ڇڏيو نه ويندو. ٨٧ھ فرعون ۽ فرعونين جي هلاڪت کان پوءِ جڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام بني اسرائيلن کي وٺي مصر جي طرف موٽيو ۽ سندس درخواست تي الله تعالىٰ توريت جي عطا ڪرڻ جو وعدو فرمايو ۽ ان جي لاءِ وقت مقرر ڪيو، جنهن جي مدت اضافي سان هڪ مهينو ڏهه ڏينهن هئي. ذو القعدة مهينو ۽ ڏهه ڏينهن ذو الحج جا. حضرت موسيٰ عليه السلام قوم ۾ پنهنجي ڀاءُ حضرت هارون عليه السلام کي پنهنجو خليفو ۽ جانشين بڻائي توريت حاصل ڪرڻ جي لاءِ طور جبل تي تشريف وٺي ويو چاليهه راتيون اتي رهيو، ان عرصي ۾ ڪنهن سان نه ڳالهايائين ته الله تعالىٰ زبرجد جي تختين ۾ توريت مٿانئس نازل فرمايو. هتي سامري سون جو جواهرن سان سينگاريل گابو ٺاهي قوم کي چيو ته هي توهان جو معبود آهي. اهي ماڻهو هڪ مهينو حضرت موسيٰ جو انتظار ڪري سامريءَ جي پرچائڻ سان گابي کي پوڄڻ لڳا. حضرت هارون عليه السلام ۽ سندس ٻارهن هزار سائين کان سواءِ سمورن بني اسرائيلن گابي کي پوڄيو (خازن). ٨٨ھ معافيءَ جي ڪيفيت هيءَ آهي ته جن گابي جي پوڄا نه ڪئي آهي، اهي پوڄا ڪرڻ وارن کي قتل ڪن ۽ ڏوهاري رضا ۽ تسليم سان ماٺ ۾ قتل ٿي وڃن، اهي ان تي راضي ٿي ويا. صبح کان شام تائين ستر هزار قتل ٿي ويا. تڏهن حضرت موسيٰ ۽ هارون عليهما السلام عاجزي ۽ زاري سان الله جي بارگاهه ۾ التجا ڪئي، وحي آيو ته جيڪي قتل ٿي چڪا، شهيد ٿيا، باقي بخشيا ويا. قاتل ۽ مقتول سڀ جنتي آهن. مسئلو:- شرڪ سان مسلمان مرتد ٿي وڃي ٿو. مسئلو:- مرتد جي سزا قتل آهي ڇو ته الله تعالىٰ سان بغاوت قتل ۽ خونريزيءَ کان وڌيڪ سخت جرم آهي. فائدو:- گابو ٺاهي پوڄڻ ۾ بني اسرائيلن جا ڪيترائي گناهه هئا. هڪ تصوير ٺاهڻ جيڪو حرام آهي. ٻيو حضرت هارون عليه السلام جي نافرماني، ٽيون گابو پوڄي مشرڪ ٿيڻ. هي ظلم آل فرعون جي ظلمن کان به سخت آهن، ڇو ته هي فعل انهن کان ايمان بعد ظاهر ٿيا، ان ڪري حقدار ته ان جا هئا ته الله جو عذاب انهن کي مهلت نه ڏي ها ۽ جلدي هلاڪت سان ڪفر تي انهن جو خاتمو ٿي وڃي ها. پر حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ حضرت هارون عليه السلام جي صدقي انهن کي توبه جو موقعو ڏنو ويو. هي الله تعالىٰ جو وڏو فضل آهي. ٨٩ھ هن ۾ اشارو آهي ته بني اسرائيلن جي قابليت فرعونين وانگر باطل ٿي هئي ۽ انهن جي نسل مان صالح پيدا ٿيڻ وارا هئا. جڏهن ته انهن ۾ هزارين نبي ۽ صالح پيدا ٿيا. ٩٠ھ هي قتل انهن جي اولاد لاءِ ڪفارو هو. ٩١ھ:- جڏهن بني اسرائيلن توبه ڪئي ۽ ڪفاري ۾ پنهنجون جانيون ڏنائون ته الله تعالىٰ حڪم فرمايو ته حضرت موسيٰ عليه السلام انهن کي گوسالي پرستيءَ جي معافي گهرڻ جي لاءِ حاضر ڪري. حضرت موسيٰ انهن مان ستر ماڻهو چونڊي طور جبل تي وٺي ويو. اتي اهي چوڻ لڳا اي موسيٰ! اسان تو تي يقين نه ڪنداسون جيستائين خدا کي ظاهر ظهور نه ڏسون. ان تي آسمان مان هڪ خوفناڪ آواز آيو، جنهن جي هيبت سان اهي مري ويا. حضرت موسيٰ عليه السلام عاجزيءَ سان عرض ڪيو ته مان بني اسرائيلن کي ڪهڙو جواب ڏيندس. ان تي الله تعالىٰ انهن کي هڪ ٻئي پٺيان زنده فرمايو. مسئلو:- هن مان نبين سڳورن جو شان معلوم ٿئي ٿو ته حضرت موسيٰ عليه السلام کي لَنْ نُّؤْمِنَ لَكَ چوڻ جي شامت ۾ بني اسرائيل هلاڪ ڪيا ويا. حضور نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جي زماني وارن کي آگاهه ڪيو وڃي ٿو ته نبين سڳورن جي حضور ۾ ادب جو ڇڏڻ الله جي غضب جو سبب ٿئي ٿو، ان کان ڊڄندا رهو. مسئلو:- هي به معلوم ٿيو ته الله تعالىٰ پنهنجن مقبول ٻانهن جي دعا سان مئل زنده فرمائي ٿو. ٩٢ھ:- جڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام فارغ ٿي بني اسرائيل جي لشڪر ۾ پهتو ۽ ان انهن کي الله جو حڪم ٻڌايو ته شام ملڪ حضرت ابراهيم عليه السلام ۽ سندس اولاد جي دفن

شَآءَ اللّٰهُ لَمُهْتَدُوْنَ ﴿٧٠﴾ قَالَ اِنَّهٗ يَقُوْلُ اِنَّهَا بَقَرَةٌ لَّا ذَلُوْلٌ

اسان سڌي واٽ لهي وينداسون ١١٩. چيائين اهو فرمائي ٿو ته اها هڪ ڍڳي آهي، جنهن کان نه زمين کيڙڻ

تُثِيْرُ الْاَرْضَ وَلَا تَسْقِي الْحَرْثَ ۚ مُسَلَّمَةٌ لَّا شِيَةَ فِيْهَا ؕ قَالُوا

۽ ڏکيتيءَ کي پاڻي پيارڻ جي خدمت ورتي وڃي ٿي، بي عيب آهي جنهن ۾ ڪو داغ نه آهي، چيائون هاڻي

الْـٰٔنَ جِئْتَ بِالْحَقِّ ؕ فَذَبَحُوْهَا وَمَا كَادُوْا يَفْعَلُوْنَ ﴿٧١﴾ وَاِذْ

ٺيڪ ڳالهه ڪئي اٿيئه ١٢٠ پوءِ ان کي ڪُٺائون ۽ (درحقيقت ذبح) ڪرڻ کي ويجهائي نه هئا ١٢١ ۽ (ياد ڪريو)

قَتَلْتُمْ نَفْسًا فَادّٰرَءْتُمْ فِيْهَا ؕ وَاللّٰهُ مُخْرِجٌ مَّا كُنْتُمْ

جڏهن توهان خون ڪيو ته هڪ ٻئي تي ان جي تهمت ٿي هنيوَ ۽ الله کي ظاهر ڪرڻو هو جيڪي توهان

تَكْتُمُوْنَ ﴿٧٢﴾ ۚ فَقُلْنَا اضْرِبُوْهُ بِبَعْضِهَا ؕ كَذٰلِكَ يُحْيِ اللّٰهُ

لڪائي رهيا هئا. پوءِ اسان فرمايو ته ان (قتل ڪيل) کي هن ڍڳي جو هڪ ٽڪرو هڻو ١٢٢ الله ايئن ئي مُئل جيارينده

الْمَوْتٰى ۙ وَيُرِيْكُمْ اٰيٰتِهٖ لَعَلَّكُمْ تَعْقِلُوْنَ ﴿٧٣﴾ ثُمَّ قَسَتْ قُلُوْبُكُمْ

۽ اوهان کي پنهنجون نشانيون ڏيکاري ٿو ته مَن اوهان عقل کان ڪم وٺو ١٢٣ ان واقعي کان پوءِ وري به اوهان

مِّنْۢ بَعْدِ ذٰلِكَ فَهِيَ كَالْحِجَارَةِ اَوْ اَشَدُّ قَسْوَةً ؕ وَاِنَّ مِنَ

جون دليون سخت ٿي ويون ١٢٤ ڄڻ ته اهي پٿر آهن، بلڪ ان کان به وڌيڪ سخت، ۽ پٿرن مان (ڪي

الْحِجَارَةِ لَمَا يَتَفَجَّرُ مِنْهُ الْاَنْهٰرُ ؕ وَاِنَّ مِنْهَا لَمَا يَشَّقَّقُ فَيَخْرُجُ

پٿر) اهي آهن جن مان نديون ڦاٽي نڪرن ٿيون ۽ ڪي اهڙا آهن جيڪي ڦاٽي پون ٿا ته انهن مان

مِنْهُ الْمَآءُ ؕ وَاِنَّ مِنْهَا لَمَا يَهْبِطُ مِنْ خَشْيَةِ اللّٰهِ ؕ وَمَا

پاڻي نڪري ٿو ۽ ڪي اهڙا به آهن جيڪي الله جي خوف کان هيٺ ڪري پون ٿا ١٢٥ الله اوهان جي

اللّٰهُ بِغَافِلٍ عَمَّا تَعْمَلُوْنَ ﴿٧٤﴾ اَفَتَطْمَعُوْنَ اَنْ يُّؤْمِنُوْا لَكُمْ

ڪرتوتن کان بي خبر نه آهي. ڇا پوءِ به (اي مسلمانو!) اوهان کي اها لالچ آهي ته

وَقَدْ كَانَ فَرِيْقٌ مِّنْهُمْ يَسْمَعُوْنَ كَلٰمَ اللّٰهِ ثُمَّ يُحَرِّفُوْنَهٗ

(يهودي) اوهان تي يقين رکندا، ۽ انهن مان هڪ گروهه ته اهو هو جيڪي الله جو ڪلام ٻڌندا هئا، پوءِ سمجهڻ

مِنْۢ بَعْدِ مَا عَقَلُوْهُ وَهُمْ يَعْلَمُوْنَ ﴿٧٥﴾ وَاِذَا لَقُوا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا

بعد ان کي ڄاڻي واڻي بدلائي ڇڏيندا هئا ١٢٦ ۽ جڏهن مسلمانن سان ملندا آهن

جن جي ذات پاڪ مراد آهي. معنيٰ هيءَ آهي ته جيڪڏهن توهان کي خاتم المرسلين صلی الله علیه وسلم جن جي وجود جي دولت نه ملي ها ۽ سندن هدايت نصيب نه ٿئي ها ته توهان جو انجام هلاڪت ۽ نقصان هجي ها. ١١٥ ايله شهر ۾ بني اسرائيل آباد هئا. انهن کي حڪم هو ته ڇنڇر جو ڏينهن عبادت جي لاءِ خاص ڪن. ان ڏينهن شڪار نه ڪن ۽ دنيوي ڪم ڪار ڇڏي ڏين: انهن جي هڪ ٽولي هيءَ اٽڪل ڪئي ته جمعي جي ڏينهن درياءَ جي ڪناري تي گهڻا کڏا کوٽيندا هئا ۽ ڇنڇر جي صبح جو انهن کڏن تائين ناليون ناهيندا هئا، جن جي ذريعي پاڻيءَ سان گڏ مڇيون کڏن ۾ گڏ ٿينديون هيون. آچر جي ڏينهن انهن کي ڪڍندا هئا ۽ چوندا هئا ته اسان مڇيءَ کي پاڻيءَ مان ڇنڇر جي ڏينهن نه ٿا ڪڍون، چاليهن يا ستر سالن تائين اهو عمل جاري رهيو. جڏهن حضرت دائود عليه السلام جي نبوت جو زمانو آيو، پاڻ انهن کي ان کان منع ڪيائين ۽ فرمايائين ته قيد ڪرڻ ئي شڪار آهي، جيڪو ڇنڇر جي ڏينهن ڪريو ٿا، ان کان مڙي وڃو نه ته عذاب ۾ گرفتار ڪيا ويندؤ. اهي نه مڙيا، پاڻ دعا گهريائين، الله تعالیٰ انهن کي باندرن جي شڪل ۾ ڦيرائي ڇڏيو. عقل ۽ هواس ته انهن جا باقي رهيا مگر ڳالهائڻ جي قوت زائل ٿي ويئي، سندن بدن مان بوءِ نڪرڻ لڳي، پنهنجي ان حال تي روئندي روئندي ٽن ڏينهن ۾ سمورا هلاڪ ٿي ويا، انهن جو نسل باقي نه رهيو. هي ستر هزار جي لڳ ڀڳ هئا.* انهن کي ان عمل کان منع ڪندو رهيو، جڏهن انهن نه مڃيو ته هنن انهن ۽ پنهنجي گهرن جي وچ ۾ ڀت ناهي اڪيلائي ۽ جدائي ڪري ڇڏي، هنن سڀني ڇوٽڪارو لڌو. بني اسرائيلن جو ٽيون ٽولو چُپ رهيو. ان جي حق ۾ حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنه جي سامهون عڪرمه چيو ته اهي بخشيل آهن ڇو ته نيڪيءَ جو حڪم ڪرڻ فرض ڪفايه آهي، ڪن جو ادا ڪرڻ سڀ جو حڪم رکي ٿو، انهن جي ماٺ جو سبب هي هو ته انهن جي نصيحت قبول ڪرڻ کان اهي مايوس هئا. عڪرمه جي اها تقرير حضرت ابن عباس کي گهڻي پسند آئي ۽ پاڻ خوشيءَ منجهان اٿي ان سان ٻاڪ پاتائين ۽ ان جي پيشانيءَ تي چمي ڏنائين (فتح العزيز). مسئلو:- ان مان معلوم ٿيو ته خوشيءَ منجهان ٻاڪر پائڻ صحابه ڪرام جي سنت آهي، انلاءِ سفر کان موٽي اچڻ ۽ غائب رهڻ کان پوءِ ملڻ شرط نه آهي. ١١٦ بني اسرائيلن ۾ عاميل نالي هڪ مالدار هو. ان جي سوٽ وراثت جي لالچ ڪري کيس قتل ڪري ٻئي ڳوٺ جي دروازي تي اڇلائي ڇڏيو ۽ پاڻ صبح جو ان جي خون جو فريادي ٿيو. اتان جي ماڻهن حضرت موسیٰ عليه السلام کي درخواست ڪئي، ته توهان دعا گهرو ته الله تعالیٰ حقيقت ظاهر فرمائي. ان تي حڪم ٿيو ته هڪ ڳئون ذبح ڪري ان جو ڪو حصو مقتول کي هڻو، اهو جيئرو ٿي قاتل ٻڌائيندو. ١١٧ ڇو ته مقتول جي حال معلوم ٿيڻ ۽ ڳئونءَ جي ذبح ڪرڻ ۾ ڪا مناسبت معلوم نه ٿي ٿئي. ١١٨ اهڙو جواب جيڪو سوال سان ميلاپ نه رکي، جاهلن جو ڪم آهي. يا هيءَ معنيٰ آهي ته فيصلي جي موقعي تي ٺٺول ڪرڻ جاهلن جو ڪم آهي نبين جو شان ان کان مٿانهون آهي. قصو مختصر؛ جڏهن بني اسرائيلن سمجهيو ته ڳئونءَ جو ذبح ڪرڻ لازم آهي ته انهن کانئس ان جون وصفون معلوم ڪيون. حديث شريف ۾ آهي ته جيڪڏهن بني اسرائيل بحث نه ڪن ها ته جيڪا ڳئون ذبح ڪن ها، ڪافي ٿي وڃي ها. ١١٩ نبي ڪريم صلی الله علیه وسلم جن فرمايو ته جيڪڏهن اهي انشاءالله نه چون ها ته اها ڳئون ڪڏهن به نه لهن ها. مسئلو:- هر نيڪ ڪم ۾ انشاءالله چوڻ مستحب ۽ برڪت جو سبب آهي. ١٢٠ يعني هاڻي تسلي ٿي ۽ پوروشان ۽ صفت معلوم ٿيا، پوءِ انهن ڳئونءَ جي تلاش شروع ڪئي. انهن پاسن ۾ اهڙي صرف هڪ ڳئون هئي. ان جو احوال هي آهي ته بني اسرائيلن ۾ هڪ ڏاڍو صالح شخص هو، ان جو هڪ ننڍڙو پٽ هو. ان وٽ هڪ ڳئونءَ جي ڦر کان سواءِ ٻيو ڪجهه نه رهيو، ان جي ڪنڌ تي مُهر لڳائي الله جي نالي تي ڇڏي ڏنو ۽ الله جي بارگاه ۾ عرض ڪيائين، اي رب! مان هن ڦر کي هن پٽ جي لاءِ تو وٽ امانت رکان ٿو، جڏهن هي پٽ وڏو ٿئي ته اها هن جي ڪم اچي. ان شخص جو انتقال ٿي ويو، ڳابي جهنگل ۾ الله جي حفاظت هيٺ پرورش پائيندي رهي، هي ڇوڪرو وڏو ٿيو ۽ الله جي فضل سان صالح ۽ پرهيزگار ٿيو، ماءُ جو فرمانبردار هو. هڪ ڏينهن سندس والده چيو اي نورِ نظر! تنهنجي پيءُ تنهنجي لاءِ فلاڻي جهنگ ۾ خدا جي نالي هڪ ڳابي ڇڏي ڏني هئي، اها هاڻي جوان ٿي ويئي هوندي، ان کي جهنگ مان وٺي اچ ۽ الله تعالیٰ کان دعا گهر ته اهو توکي عطا فرمائي. ڇوڪري ڳئونءَ کي جهنگ ۾ ڏٺو ۽ والده جون ٻڌايل نشانيون ان ۾ ڏٺائين ۽ ان کي الله جو قسم ڏيئي سڏيائين، اها حاضر ٿي، جوان ان کي والده جي خدمت ۾ آندو، والده بازار ۾ وڪڻي ٽن دينارن تي وڪڻڻ جو حڪم ڏنو ۽ هي شرط ڪيو ته سودي ٿيڻ تي وري ان جي اجازت حاصل ڪئي وڃي. ان زماني ۾ انهن پاسن ۾ ڳئونءَ جي قيمت ٽي دينار هئي. جوان جڏهن ان ڳئون کي بازار ۾ آندو ته هڪ ملائڪ خريدار جي صورت ۾ آيو ۽ ان ڳئون جي قيمت ڇهه دينار لڳائي، مگر ان شرط سان ته جوان والده جي اجازت جو پابند نه ٿئي. جوان اهو منظور نه ڪيو ۽ والده کي سمورو قصو ٻڌايائين، ان جي والده ڇهه دينار قيمت منظور ڪرڻ جي اجازت ته ڏني مگر وڪڻڻ ۾ ...

منزل ١

قَالُوْٓا اٰمَنَّا ۚۖ وَاِذَا خَلَا بَعْضُهُمْ اِلٰى بَعْضٍ قَالُوْٓا اَتُحَدِّثُوْنَهُمْ

چوندا آهن ته اسان ايمان آندو آهي ١٢٧ ۽ جڏهن پاڻ ۾ اڪيلا ٿيندا آهن (تڏهن) چوندا آهن ته ڇا جيڪو علم الله اوهان

بِمَا فَتَحَ اللّٰهُ عَلَيْكُمْ لِيُحَآجُّوْكُمْ بِهٖ عِنْدَ رَبِّكُمْ ؕ اَفَلَا

تي کوليو آهي (سو اوهان) مسلمانن کي ٻڌايو ٿا ته جيئن ان سان توهان جي رب وٽ اوهان تي حجت وٺندا رهن، ڇا توهان کي

تَعْقِلُوْنَ ﴿۷۶﴾ اَوَلَا يَعْلَمُوْنَ اَنَّ اللّٰهَ يَعْلَمُ مَا يُسِرُّوْنَ وَمَا

عقل نه آهي؟ ڇا نه ٿا ڄاڻن ته جيڪي ڪجھ لڪائن ٿا ۽ جو ڪجھ ظاهر ڪن ٿا سو الله

يُعْلِنُوْنَ ﴿۷۷﴾ وَمِنْهُمْ اُمِّيُّوْنَ لَا يَعْلَمُوْنَ الْكِتٰبَ اِلَّآ اَمَانِيَّ

ڄاڻي ٿو. ۽ انهن مان ڪي اڻ پڙهيل آهن، جيڪي ڪتاب ١٢٨ (توريت) کي نه ٿا ڄاڻن مگر زباني پڙهڻ ١٢٩ (يا پنهنجي من گهڙت

وَاِنْ هُمْ اِلَّا يَظُنُّوْنَ ﴿۷۸﴾ فَوَيْلٌ لِّلَّذِيْنَ يَكْتُبُوْنَ الْكِتٰبَ

۽ اهي رڳو گمان ۾ آهن. سو تباهي آهي انهن لاءِ جيڪي ڪتاب پنهنجن هٿن سان

بِاَيْدِيْهِمْ ۗ ثُمَّ يَقُوْلُوْنَ هٰذَا مِنْ عِنْدِ اللّٰهِ لِيَشْتَرُوْا بِهٖ

لکن، پوءِ چون ته هيءُ الله وٽان آهي، جيئن ان جي عيوض ٿورو ملھ وٺي سگهن،

ثَمَنًا قَلِيْلًا ؕ فَوَيْلٌ لَّهُمْ مِّمَّا كَتَبَتْ اَيْدِيْهِمْ وَوَيْلٌ لَّهُمْ

١٣٠ سو سندن هٿن جي لکيل مان انهن لاءِ تباهي آهي ۽ ان ڪمائي مان به انهن لاءِ

مِّمَّا يَكْسِبُوْنَ ﴿۷۹﴾ وَقَالُوْا لَنْ تَمَسَّنَا النَّارُ اِلَّآ اَيَّامًا مَّعْدُوْدَةً ؕ

تباهي آهي. ۽ چيائون اسان کي رڳو ڳڻيل ڏينهن ۾ باھ ڇهندي ١٣١

قُلْ اَتَّخَذْتُمْ عِنْدَ اللّٰهِ عَهْدًا فَلَنْ يُّخْلِفَ اللّٰهُ عَهْدَهٗٓ

اوهان فرمايو ڇا توهان خدا کان وعدو وٺي ڇڏيو آهي، پوءِ ته الله هرگز پنهنجي وعدي جي خلاف نه ڪندو ١٣٢ يا

اَمْ تَقُوْلُوْنَ عَلَى اللّٰهِ مَا لَا تَعْلَمُوْنَ ﴿۸۰﴾ بَلٰى مَنْ كَسَبَ سَيِّئَةً

خدا تي اهڙي ڳالھ چئو ٿا جنهن جو اوهان کي علم نه آهي. ها ڇو نه جيڪو گناه ڪري، سندس گناهن

وَّاَحَاطَتْ بِهٖ خَطِيْٓــئَتُهٗ فَاُولٰٓئِكَ اَصْحٰبُ النَّارِ ۚ هُمْ

ان کي گهيري ورتو ١٣٣ ته اهو دوزخين مان آهي، انهن کي ان ۾

فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ﴿۸۱﴾ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ اُولٰٓئِكَ

هميشه رهڻو آهي. ۽ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا، سي ئي

منزل ١

النصف

ٻـهر پنهنجي مرضيءَ معلوم ڪرڻ جو شرط ڪيو. جوان وري بازار ۾ آيو، هن پيري ملائڪ ٻارهن دينار قيمت لڳائي ۽ چيائين ته والده جي اجازت تي موقوف نه رک. جوان نه مڃيو ۽ ماءُ کي اطلاع ڏنائين. اها عقل واري سمجهي ويئي ته هيءُ خريدار نه آهي، ڪو ملائڪ آهي جيڪو آزمائش جي لاءِ اچي ٿو. پٽ کي چيائين ته هن پيري ان خريدار کي چئجاءِ ته توهان اسان کي هن ڳئونءَ جي وڪڻ جو حڪم ڏيو ٿا يا نه؟ ڇوڪري اهوئي چيو، ملائڪ جواب ڏنو ته اڃا ان کي روڪي ڇڏيو جڏهن بني اسرائيل خريد ڪرڻ اچن ته ان جي قيمت هي مقرر ڪجان ۽ ان جي چمڙي ۾ سون ڀري ڏنو وڃي. جوان ڳئونءَ کي گهر آندو. جڏهن بني اسرائيل ڳولا ڪندا ان جي گهر پهتا ته اها ئي قيمت طي ڪيائين ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام جي ضمانت تي اها ڳئون بني اسرائيلن جي حوالي ڪيائين. مسائل: هن واقعي مان ڪيترائي مسئلا معلوم ٿيا. ١. جيڪو پنهنجي عيال کي الله جي حوالي ڪري، الله تعالىٰ ان جي اهڙي عمدي پرورش فرمائي ٿو. ٢. جيڪو پنهنجي مال کي الله جي ڀروسي تي ان جي امانت ۾ ڏئي، الله ان ۾ برڪت ڏئي ٿو. ٣. والدين جي فرمانبرداري الله کي پسند آهي. ٤. غيبي فيض، قرباني ۽ خيرات ڪرڻ سان حاصل ٿئي ٿو. ٥. الله جي واٽ ۾ قيمتي مال ڏيڻ گهرجي. ٦. ڳئون جي قرباني افضل آهي. ١٢١ بني اسرائيلن جي لڳاتار سوالن ۽ پنهنجي بدناميءَ جي انديشي ۽ ڳئونءَ جي گهري قيمت مان هي ظاهر ٿيو ٿي ته اهي ذبح جو ارادو نه ٿا رکن مگر جڏهن انهن جا سوال پورن جوابن سان ختم ڪيا ويا ته انهن کي ذبح ڪرڻو ئي پيو. ١٢٢ بني اسرائيلن ڳئون ذبح ڪري ان جي ڪنهن حصي کي مئل تي هنيو ته اهو الله جي حڪم سان جيئرو ٿيو ۽ ان جي نڙيءَ مان رت جا ڦوهارا جاري هئا، ان پنهنجي سوٽ کي ٻڌايو ته تنهن مونکي قتل ڪيو. پوءِ ان کي به اقرار ڪرڻو پيو ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام ان تي قصاص جو حڪم فرمايو. ان کان پوءِ شريعت جو حڪم ٿيو ته (مسئلو): قاتل مقتول جي ميراث کان محروم رهندو. مسئلو: پر جيڪڏهن عادل باغيءَ کي قتل ڪيو يا ڪنهن حملي ڪندڙ کان جان بچائڻ جو دفاع ڪيو ۽ ان ۾ اهو قتل ٿي ويو ته مقتول جي ميراث کان محروم نه ٿيندو. ١٢٣ ۽ توهان سمجهو ته بيشڪ الله تعالىٰ مئل زنده ڪرڻ تي قادر آهي ۽ قيامت جي ڏينهن مُئلن جو زنده ڪرڻ ۽ حساب وٺڻ حق آهي. ١٢٤ ۽ توهان اهڙين وڏين قدرتي نشانين مان عبرت حاصل نه ڪئي. ١٢٥ تڏهن به توهان جون دليون اثر قبوليندڙ نه آهن. پٿرن کي به الله سمجھ ڏني آهي، انهن کي الله جو خوف ٿئي ٿو ۽ تسبيح ڪندا رهن ٿا. اِنْ مِّنْ شَيْءٍ اِلَّا يُسَبِّحُ بِحَمْدِهٖ. مسلم شريف ۾ حضرت جابر رضي الله تعالىٰ عنه کان روايت آهي ته سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو ته مان ان پٿر کي سڃاڻان ٿو جيڪو بعثت کان اڳ مون کي سلام ڪندو هو. ترمذيءَ ۾ حضرت علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنه کان روايت آهي ته سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن سان گڏ مڪي جي پاسن ۾ وئس. جيڪو وڻ يا جبل سامهون ايندو هو سو السلام عليك يا رسول الله صلى الله عليه وسلم عرض ڪندو هو. ١٢٦ جيئن انهن توريت ۾ تبديلي ڪئي ۽ نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي تعريف تبديل ڪري ڇڏي. ١٢٧ شان نزول: هيءَ آيت انهن يهودين جي باري ۾ نازل ٿي جيڪي نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي زماني ۾ هئا. حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنه فرمايو. جڏهن يهودي منافق صحابه ڪرام سان ملندا هئا، چوندا هئا ته جن تي توهان ايمان آندو ۽ ان تي اسان به ايمان آندو، توهان حق تي آهيو ۽ توهان جا آقا حضرت محمد مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن سچا آهن، سندن قول حق آهي، اسان سندن تعريف ۽ صفت پنهنجي ڪتاب توريت ۾ لهون ٿا. انهن مان ٿي يهودين جا سردار ملامت ڪندا هئا. ان جو بيان وَاِذَا خَلَا بَعْضُهُمْ ۾ آهي (خازن). فائدو: هن مان معلوم ٿيو ته حق لڪائڻ ۽ نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي وصفن جو لڪائڻ ۽ ڪمالات جو انڪار ڪرڻ يهودين جو طريقو آهي. اڄ ڪلھ جي گهڻن گمراهن جي اهائي عادت آهي. ١٢٨ ڪتاب مان توريت مراد آهي. ١٢٩ اماني امنيه جو جمع آهي ۽ ان جي معنىٰ زباني پڙهڻ آهي. حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما کان روايت آهي ته آيت جي معنىٰ هي آهي ته ڪتاب کي نه ٿا ڄاڻن مگر زباني پڙهڻ سواءِ معنىٰ سمجهڻ جي (خازن). ڪن مفسرن هيءَ معنىٰ به بيان ڪئي آهي ته اماني مان اهي ڪوڙيون گهڙيل ڳالهيون مراد آهن، جيڪي يهودين پنهنجن عالمن کان ٻڌي بغير سمجھ ۽ تحقيق جي مڃي ڇڏيون هيون. ١٣٠ شان نزول: جڏهن سيد الانبياء صلى الله عليه وسلم جن مدينه طيبه تشريف فرما ٿيا ته توريت جي عالمن ۽ يهودين جي سردارن کي وڏو خوف وٺي ويو ته انهن جي روزي هلي ويندي ۽ سرداري ختم ٿي ويندي. ڇو ته توريت ۾ حضور جن جو حليو مبارڪ ۽ وصفون ذڪر ٿيل آهن. جڏهن ماڻهو حضور جن کي ان جي مطابق لهندا فورًا ايمان آڻي ويندا ۽ پنهنجي عالمن ۽ يهودين کي ڇڏي ڏيندا. ان انديشي ڪري انهن توريت ۾ تحريف ۽ تبديلي ڪري ڇڏي ۽ حليو شريف تبديل ڪري ڇڏيو. مثلاً توريت ۾ سندن وصفون هي لکيل هيون ته ٻاڻ حَسين آهن، وار خوبصورت، اکيون سرمي لڳل، قد وچولو آهي. ان کي مٽائي ڪري انهن هيءُ ٺاهيو ته اهو تمام ڊگهو قد وارو آهي، اکيون شيريون، وار وچڙيل

2

أَصْحٰبُ الْجَنَّةِ ۚ هُمْ فِيهَا خٰلِدُوْنَ ﴿۸۲﴾ ع وَإِذْ أَخَذْنَا مِيْثَاقَ

جنتي آهن. انهن کي ان ۾ هميشه رهڻو آهي. ۽ ياد ڪريو) جڏهن اسان بني اسرائيل کان واعدو ورتو

بَنِيْٓ إِسْرَآءِيْلَ لَا تَعْبُدُوْنَ إِلَّا اللّٰهَ قف وَبِالْوَالِدَيْنِ إِحْسَانًا وَّ

ته اوهان الله جي ٻئي پوڄا ڪريو ۽ ماءُ پيءُ سان ڀلائي ڪريو ۱۳۴

ذِي الْقُرْبٰى وَالْيَتٰمٰى وَالْمَسٰكِيْنِ وَقُوْلُوْا لِلنَّاسِ حُسْنًا

۽ مائٽن ۽ يتيمن ۽ مسڪينن سان (پڻ ڀلائي ڪريو) ۽ ماڻهن کي چڱي ڳالهه چئو ۱۳۵

وَّأَقِيْمُوا الصَّلٰوةَ وَاٰتُوا الزَّكٰوةَ ط ثُمَّ تَوَلَّيْتُمْ إِلَّا قَلِيْلًا مِّنْكُمْ

نماز قائم رکو ۽ زڪواة ڏيو. پوءِ اوهان (واعدي کان) ڦري ويا ۱۳۶ مگر ڪي ٿورڙا ۱۳۷ توهان مان (قائم رهيا)

وَأَنْتُمْ مُّعْرِضُوْنَ ﴿۸۳﴾ وَإِذْ أَخَذْنَا مِيْثَاقَكُمْ لَا تَسْفِكُوْنَ دِمَآءَكُمْ

۽ توهان آهيو ئي منهن موڙيندڙ ۱۳۸ ۽ (ياد ڪريو) جڏهن اسان اوهان کان پڪو واعدو ورتو پنهنجن جو خون

وَلَا تُخْرِجُوْنَ أَنْفُسَكُمْ مِّنْ دِيَارِكُمْ ثُمَّ أَقْرَرْتُمْ وَأَنْتُمْ

نه ڪندا ۽ نه پنهنجن کي سندن ڳوٺن مان ٻاهر ڪيندا، پوءِ اوهان ان جو اقرار ڪيو ۽ (ان لاءِ اڄ به)

تَشْهَدُوْنَ ﴿۸۴﴾ ثُمَّ أَنْتُمْ هٰٓؤُلَآءِ تَقْتُلُوْنَ أَنْفُسَكُمْ وَتُخْرِجُوْنَ

توهان گواهه آهيو. پوءِ توهان اهي ئي آهيو جو پنهنجن کي قتل ڪريو ٿا ۽ پنهنجن مان ٻئي

فَرِيْقًا مِّنْكُمْ مِّنْ دِيَارِهِمْ ز تَظٰهَرُوْنَ عَلَيْهِمْ بِالْإِثْمِ وَالْعُدْوَانِ ط

هڪ گروهه کي سندن وطن مان ڪڍو ٿا، توهان انهن تي (ظلم ڪندڙ مخالفن جي) گناهه ۽ زيادتي ۾ مدد ڪريو ٿا،

وَإِنْ يَّأْتُوْكُمْ أُسٰرٰى تُفٰدُوْهُمْ وَهُوَ مُحَرَّمٌ عَلَيْكُمْ إِخْرَاجُهُمْ ط

۽ جيڪڏهن اهي اوهان وٽ قيدي ٿي اچن ٿا ته بدلو ڏيئي کين آزاد ڪرايو ٿا ۽ انهن کي (سندن گهرن مان) ڪڍڻ توهان تي حرام آهي ۱۳۹

أَفَتُؤْمِنُوْنَ بِبَعْضِ الْكِتٰبِ وَتَكْفُرُوْنَ بِبَعْضٍ ج فَمَا جَزَآءُ مَنْ

ته ڇا خدا جي ڪن حڪمن تي ايمان آڻيو ٿا ۽ ڪن جو انڪار ڪريو ٿا، پوءِ جيڪو توهان مان ايئن ڪري ان جو

يَّفْعَلُ ذٰلِكَ مِنْكُمْ إِلَّا خِزْيٌ فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا ج وَيَوْمَ الْقِيٰمَةِ

بدلو ٻيو ڇا ٿي سگهي ٿو، سواءِ هن جي، جو دنيا ۾ خوار ٿئي ۱۴۰ ۽ قيامت جي ڏينهن

يُرَدُّوْنَ إِلٰٓى أَشَدِّ الْعَذَابِ ط وَمَا اللّٰهُ بِغَافِلٍ عَمَّا تَعْمَلُوْنَ ﴿۸۵﴾

اهي نهايت سخت عذاب ڏانهن موٽايا ويندا، ۽ الله اوهان جي ڪرتوتن کان بي خبر نه آهي. ۱۴۱

ع ۱۱ ۹

آهن. ايئن ئي عوام کي ٻڌايندا هئا، انهيءَ ڪري ئي الله جي ڪتاب جو مضمون ٻڌائيندا هئا ۽ سمجهندا هئا ته ماڻهو حضور جن کي ان جي خلاف لهندا ته متان ايمان نه آڻيندا ۽ اسان جا چيلا ٿي رهندا ۽ اسان جي ڪمائي ۾ فرق نه ايندو. ۱۳۱ شان نزول: حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما کان روايت آهي ته يهودي چوندا هئا ته اهي دوزخ ۾ هرگز داخل نه ٿيندا مگر صرف ايتري وقت لاءِ جيترو عرصو انهن جي ابن ڏاڏن گابي کي پوڄيو هو ۽ اهي چاليهه ڏينهن آهن ان کان پوءِ اهي عذاب کان ڇٽي پوندا. ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي. ۱۳۲ ڇو ته ڪوڙ وڏو عيب آهي ۽ عيب الله تعالیٰ تي محال آهي، انهيءَ ڪري ان جو ڪوڙ ته ممڪن نه آهي، پر جڏهن الله تعالیٰ توهان سان چاليهن ڏينهن جي عذاب کان پوءِ ڇڏي ڏيڻ جو وعدو ئي نه فرمايو ته پوءِ توهان جو قول ڪوڙو ٿيو. ۱۳۳ هن آيت ۾ گناهه مان شرڪ ۽ ڪفر مراد آهي ۽ احاطي ڪرڻ مان هي مراد آهي ته ڇوٽڪاري جون سڀ واٽون بند ٿي وڃن ۽ ڪفر ۽ شرڪ تي ئي ان کي موت اچي؛ ڇو ته مؤمن خواهه ڪيترو به گنهگار هجي گناهن سان گهيريل نه ٿو ٿئي، ان ڪري جو ايمان: جيڪا وڏي ۾ وڏي تابعداري آهي، اها ان سان گڏ آهي. ۱۳۴ الله تعالیٰ پنهنجي عبادت جو حڪم ڪرڻ کان پوءِ والدين سان ڀلائي ڪرڻ جو حڪم ڏنو. ان مان معلوم ٿيو ته والدين جي خدمت تمام ضروري آهي. والدين سان ڀلائي جي معنيٰ هيءَ آهي ته اهڙي ڪا ڳالهه نه چئي ۽ نه اهڙو ڪو ڪم ڪري جنهن سان انهن کي تڪليف ٿئي ۽ پنهنجي جان ۽ مال سان انهن جي خدمت ڪرڻ ۾ ڪا پاسو نه ڪجي. جڏهن انهن کي ضرورت ٿئي، انهن وٽ حاضر رهي. مسئلو: جڏهن والدين پنهنجي خدمت جي لاءِ نفلن پڙهڻ ڇڏي ڏيڻ جو حڪم ڏين ته ڇڏي ڏئي. انهن جي خدمت نفلن کان مقدم آهي. مسئلو: واجبات والدين جي حڪم سان نه ٿا ڇڏي سگهجن. والدين سان احسان جا طريقا، جيڪي حديثن مان ثابت آهن، سي هي آهن. ته خلوص سان انهن سان محبت رکي، چال ڍال ۽ اٿڻ ويهڻ ۾ ادب لازم ڄاڻي، انهن جي شان ۾ تعظيم جا لفظ چئي، انهن کي راضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهي، پنهنجي سٺي مال کي انهن کان نه بچائي، انهن جي گذاري وڃڻ کان پوءِ انهن جون وصيتون جاري ڪري، انهن جي لاءِ فاتحه، صدقات، قرآن جي تلاوت سان ايصال ثواب ڪري، الله تعالیٰ کان انهن جي بخشش جي دعا گهري ۽ هفتي وار انهن جي قبر جي زيارت ڪري (فتح العزيز). والدين سان ڀلائي ڪرڻ ۾ هي به داخل آهي ته جيڪڏهن اهي گناهن جا عادي هجن يا ڪنهن بدمذهبي ۾ گرفتار هجن ته انهن کي نرمي سان اصلاح، تقويٰ ۽ صحيح عقيدي جي طرف آڻڻ جي ڪوشش ڪندو رهي (خازن). ۱۳۵ سٺي ڳالهه مان مراد نيڪين جي ترغيب ۽ برائين کان روڪڻ آهي. حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته معنيٰ هي آهي ته سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جي شان ۾ حق ۽ سچي ڳالهه چئو. جيڪڏهن ڪو معلوم ڪري ته حضور جا ڪمالات ۽ اوصاف سچائي سان بيان ڪريو، سندن خوبيون نه لڪايو. ۱۳۶ وعدي کان پوءِ. ۱۳۷ جن ايمان آندو، حضرت عبدالله بن سلام ۽ انهن جي ساٿين جي مثل. انهن ته واعدو پورو ڪيو. ۱۳۸ ۽ توهان جي قوم جي عادت ئي منهن ڦيرائڻ ۽ واعدي کان ڦري وڃڻ آهي. ۱۳۹ شان نزول: توريت ۾ بني اسرائيلن کان واعدو ورتو ويو هو ته اهي پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي قتل نه ڪن، وطن مان نه ڪڍن ۽ جيڪو بني اسرائيل ڪنهن جي قيد ۾ هجي ان کي مال ڏيئي آزاد ڪرائين. ان وعدي تي انهن اقرار به ڪيو ۽ پنهنجي نفس تي شاهد به ٿيا پر قائم نه رهيا ۽ ان کان ڦري ويا. واقعي جي صورت هيءَ آهي ته مديني جي علائقن ۾ يهودين جا ٻه فرقا بني قريظه ۽ بني نضير رهندا هئا ۽ مديني شريف ۾ ٻه فرقا اوس ۽ خزرج رهندا هئا. قريظه اوس جو حليف هو ۽ بني نضير خزرج جو، يعني هر هڪ قبيلي پنهنجي حليف سان واعدو ڪيو هو ته جيڪڏهن اسان مان ڪنهن تي ڪو حملو ڪندڙ ٿئي ته ٻيو ان جي مدد ڪندو، اوس ۽ خزرج هڪ ٻئي سان جنگ ڪندا هئا، بني قريظه اوس جي ۽ بني نضير خزرج جي مدد لاءِ ايندا هئا ۽ حليف سان گڏجي پاڻ ۾ هڪ ٻئي تي تلوار هلائيندا هئا. بني قريظه بني نضير کي ۽ اهي قريظه کي قتل ڪندا هئا ۽ انهن جا گهر ويران ڪري ڇڏيندا هئا، انهن کي انهن جي جاين مان ڪڍي ڇڏيندا هئا، پر جڏهن انهن جي قوم جي ماڻهن کي انهن جا حليف قيد ڪندا هئا ته اهي انهن کي مال ڏيئي ڇڏائيندا هئا. مثلاً جيڪڏهن بني نضير جو ڪو شخص اوس جي قبضي ۾ ايندو هو ته بني قريظه اوس کي مالي معاوضو ڏيئي ان کي ڇڏائيندا هئا، باوجود ان جي جو جيڪڏهن اهو شخص لڙائيءَ جي وقت انهن جي قبضي ۾ اچي ويو ته ان کي قتل ڪرڻ ۾ هرگز پاسو نه ڪندا هئا. ان فعل تي ملامت ڪئي وئي ٿي ته جڏهن توهان پنهنجن جي خونريزي نه ڪرڻ، انهن کي ڳوٺن مان نه ڪڍڻ، انهن جي قيدين کي ڇڏائڻ جو وعدو ڪيو هو ته ان جي ڇا معنيٰ جو قتل ڪرڻ ۽ ڪڍڻ کان ته پاسو نه ٿا ڪريو پر گرفتارين تان ته ڇڏائيندا ٿا رهو. وعدي مان ڪجهه مڃڻ ۽ ڪجهه نه مڃڻ جا معنيٰ رکي ٿو. جڏهن توهان قتل ڪرڻ ۽ ڪڍڻ کان باز نه رهيؤ ته توهان واعدو ٽوڙيو ۽ حرام جا مرتڪب ٿيو ۽ ان کي حلال ڄاڻي ڪافر ٿي ويو. مسئلو: هن آيت مان معلوم ٿيو ته ظلم ۽ حرام تي امداد ڪرڻ به حرام آهي. مسئلو: هي به معلوم ٿيو ته قطعي حرام کي حلال ڄاڻڻ ڪفر آهي. مسئلو: هي به معلوم ٿيو ته الله جي ڪتاب جي هڪ حڪم جو نه مڃ

أُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ اشْتَرَوُا الْحَيٰوةَ الدُّنْيَا بِالْاٰخِرَةِ فَلَا يُخَفَّفُ

هي آهن اهي ماڻهو جن آخرت جي بدلي دنيا جي زندگي خريد ڪئي، سو انهن تان عذاب

عَنْهُمُ الْعَذَابُ وَلَا هُمْ يُنْصَرُوْنَ ﴿٨٦﴾ وَلَقَدْ اٰتَيْنَا مُوْسَى الْكِتٰبَ

هلڪو نه ٿيندو ۽ نه انهن جي مدد ڪئي ويندي. ۽ بيشڪ اسان موسىٰ کي ڪتاب عطا ڪيو[142]

وَقَفَّيْنَا مِنْۢ بَعْدِهٖ بِالرُّسُلِ وَاٰتَيْنَا عِيْسَى ابْنَ مَرْيَمَ الْبَيِّنٰتِ

۽ ان کان پوءِ هڪٻئي پٺيان رسول موڪليا سون[143] ۽ اسان مريم جي پٽ عيسىٰ کي پڌريون نشانيون عطا ڪيون[144]

وَاَيَّدْنٰهُ بِرُوْحِ الْقُدُسِ اَفَكُلَّمَا جَآءَكُمْ رَسُوْلٌۢ بِمَا لَا تَهْوٰٓى

۽ پاڪ روح[145] (جبرئيل امين) سان ان جي مدد ڪئي سون[146] ته ڇا جڏهن توهان وٽ ڪو رسول اهو ڪجهه کڻي آيو جيڪا توهان جي نفس جي

اَنْفُسُكُمُ اسْتَكْبَرْتُمْ فَفَرِيْقًا كَذَّبْتُمْ وَفَرِيْقًا تَقْتُلُوْنَ ﴿٨٧﴾ وَقَالُوْا

خواهش نه آهي ته تڪبر ڪيو ٿاسوانهن (نبين) مان هڪ گروه کي اوهان ڪوڙو چيو ٿا ۽ هڪ گروه کي شهيد ڪيو ٿا[147] ۽

قُلُوْبُنَا غُلْفٌ بَلْ لَّعَنَهُمُ اللّٰهُ بِكُفْرِهِمْ فَقَلِيْلًا مَّا يُؤْمِنُوْنَ ﴿٨٨﴾

(يهودين) چيو ته اسان جي دلين تي پردا پيل آهن[148] بلڪ الله انهن تي سندن ڪفر سبب لعنت ڪئي آهي سو انهن مان ٿورا ايمان آڻين ٿا[149]

وَلَمَّا جَآءَهُمْ كِتٰبٌ مِّنْ عِنْدِ اللّٰهِ مُصَدِّقٌ لِّمَا مَعَهُمْ وَ

جڏهن انهن وٽ الله جو اهو ڪتاب (قرآن) آيو جيڪو وٽن (اڳ موجود) ڪتاب (توريت) جي تصديق ڪري ٿو[150]

كَانُوْا مِنْ قَبْلُ يَسْتَفْتِحُوْنَ عَلَى الَّذِيْنَ كَفَرُوْا فَلَمَّا جَآءَهُمْ

۽ ان کان اڳ اهي (انهي نبي جي وسيلي) ڪافرن تي فتح (جي دعا) گهرندا هئا[151] سو جڏهن انهن وٽ تشريف فرمائيو

مَّا عَرَفُوْا كَفَرُوْا بِهٖ فَلَعْنَةُ اللّٰهِ عَلَى الْكٰفِرِيْنَ ﴿٨٩﴾ بِئْسَمَا اشْتَرَوْا

اهو جاڻل سڃاتل ته (حسد کان) ان جا منڪر ٿي ويٺا[152] پوءِ منڪرن تي الله جي لعنت آهي. ڪهڙي نه بڇڙي ملهه تي

بِهٖٓ اَنْفُسَهُمْ اَنْ يَّكْفُرُوْا بِمَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ بَغْيًا اَنْ يُّنَزِّلَ اللّٰهُ مِنْ

پاڻ کي خريد ڪيائون جو الله جي لاٿل (ڪتاب) کان منڪر ٿين ٿا[153] هن ساڙ کان ته خدا پنهنجي فضل سان

فَضْلِهٖ عَلٰى مَنْ يَّشَآءُ مِنْ عِبَادِهٖ فَبَآءُوْ بِغَضَبٍ عَلٰى غَضَبٍ

پنهنجي جنهن ٻانهي تي وڻيس وحي موڪلي[154] سو غضب مٿان غضب جا لائق ٿيا[155] ۽ ڪافرن

وَلِلْكٰفِرِيْنَ عَذَابٌ مُّهِيْنٌ ﴿٩٠﴾ وَاِذَا قِيْلَ لَهُمْ اٰمِنُوْا بِمَآ اَنْزَلَ

لاءِ خوار ڪندڙ عذاب آهي[156] ۽ جڏهن انهن کي چيو وڃي ته الله جي لاٿل (ڪتاب) تي ايمان آڻيو[157]

منزل ١

ساري ڪتاب جو نه مڃڻ ۽ ڪفر آهي. فائدو:- هن ۾ هيءَ تنبيه آهي ته جڏهن احڪام الاهي مان ڪن جو مڃڻ، ڪن جو نه مڃڻ ڪفر ٿيو ته يهودين کي حضرت محمد مصطفىٰ صلى الله عليه وسلم جن جي انڪار ڪرڻ سان گڏ حضرت موسىٰ عليه السلام جي نبوت جو مڃڻ ڪفر کان بچائي نه سگهيو. [140] دنيا ۾ ته اها رسوائي ٿي جو بني قريظه سن ٣ هه ۾ ماريا ويا. ان ڏينهن سندن ست سو ماڻهو قتل ڪيا ويا هئا ۽ بني نضير ان کان اڳ ئي جلا وطن ڪيا ويا هئا. حليفن جي خاطر الله جي وعدي جي مخالفت جو هي وبال هو. مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته ڪنهن جي طرفداري ۾ دين جي مخالفت ڪرڻ اخروي عذاب کان علاوه دنيا ۾ به ذلت ۽ خواريءَ جو سبب ٿئي ٿو. [141] هن ۾ جيئن نافرمانن جي لاءِ سخت عذاب آهي ته الله تعالىٰ توهان جي افعال کان بي خبر نه آهي، توهان جي نافرمانين تي سخت عذاب ڪندو. تيئن هن آيت ۾ مؤمنن ۽ صالحن جي لاءِ خوشخبري آهي ته انهن کي سٺن ڪمن جي بهترين جزا ملندي (تفسير ڪبير). [142] هن ڪتاب مان توريت مراد آهي، جنهن ۾ الله تعالىٰ جا سمورا واعدا مذڪور هئا. سڀني کان اهم عهد هي هئا ته هر زماني جي پيغمبرن جي اطاعت ڪرڻ، انهن تي ايمان آڻڻ ۽ انهن جي تعظيم ۽ عزت ڪرڻ. [143] حضرت موسىٰ عليه السلام جي زماني کان حضرت عيسىٰ عليه السلام تائين لڳاتار نبي سڳورا ايندا رهيا، انهن جو تعداد چار هزار بيان ڪيو ويو آهي. هي سڀ حضرات شريعت موسوي جا محافظ ۽ ان جا احڪام جاري ڪرڻ وارا هئا. جيئن ته خاتم الانبياء کان پوءِ نبوت ڪنهن کي نه ٿي ملي سگهي، ان ڪري شريعت محمدي جي حفاظت ۽ اشاعت جي خدمت رباني عالمن ۽ ملت جي مجددن کي عطا ٿي. [144] هنن نشانين مان حضرت عيسىٰ عليه السلام جا معجزا مراد آهن، جيئن مئل زنده ڪرڻ، انڌي ۽ ڪوڙهه واري کي ٺيڪ ڪرڻ، پکي پيدا ڪرڻ، غيب جون خبرون ڏيڻ وغيره. [145] روح قدس مان حضرت جبرئيل مراد آهي جيڪو روحاني آهي، وحي آڻيندو آهي، جن سان دلين جي زندگي آهي. اهو حضرت عيسىٰ عليه السلام سان گڏ رهڻ تي مامور ٿيل هو. حضرت عيسىٰ ٣٣ سالن جي عمر شريف ۾ آسمان تي کنيو ويو ان وقت تائين حضرت جبرئيل سفر حضر ۾ ڪڏهن ڪانئس جدا نه ٿيو. روح القدس جي تائيد حضرت عيسىٰ عليه السلام جي اعلىٰ فضيلت آهي. سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي صدقي ۾ سندن ڪن امتين کي به روح القدس جي تائيد حاصل ٿي. صحيح بخاري وغيره ۾ آهي ته حضرت حسان رضى الله تعالىٰ عنه جي لاءِ چادر وڇائي ويندي هئي، اهو نعت شريف پڙهندو هو. حضور ان لاءِ فرمائيندا هئا اَللّٰهُمَّ اَيِّدْهُ بِرُوْحِ الْقُدُسِ. [146] پوءِ به اي يهوديو توهان جي سرڪشيءَ ۾ فرق نه آيو. [147] يهودي پيغمبرن جا احڪام پنهنجن خواهشن جي خلاف ڏسي انهن کي ڪوڙو ڪندا هئا ۽ موقعو ڏسي قتل ڪندا هئا. جيئن انهن حضرت شعيا، ذڪريا ۽ گهڻن نبين سڳورن کي شهيد ڪيو. نبي ڪريم عليه الصلوٰة والسلام جن جي پٺيان به رهيا. ڪڏهن ڪانئن جادو ڪيائون، ڪڏهن زهر ڏنائون ۽ ڪڏهن قتل ڪرڻ جي ارادي سان قسمين قسمين جا فريب ڪيائون. [148] يهودين ٺٺولي طرح ائين چيو هو. انهن جي مراد هيءَ هئي ته حضور جن جي هدايت کي انهن جي دلين تائين واٽ نه آهي. الله انهن جو رد فرمايو ته بي دين ڪوڙا آهن. الله تعالىٰ دليون فطرت تي پيدا فرمايون ۽ انهن ۾ حق جي قبول ڪرڻ جي لياقت رکي. اها انهن جي ڪفر جي شامت آهي جو انهن سيد الانبياء صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي نبوت جي اعتراف ڪرڻ کان پوءِ انڪار ڪيو. الله تعالىٰ انهن تي لعنت فرمائي، ان جو هي اثر آهي ته اهي حق جي قبول ڪرڻ جي نعمت کان محروم ٿي ويا. [149] اهوئي مضمون ٻي جاءِ تي ارشاد ٿيو بَلْ طَبَعَ اللّٰهُ عَلَيْهَا بِكُفْرِهِمْ فَلَا يُؤْمِنُوْنَ اِلَّا قَلِيْلًا ه. [150] سيد الانبياء صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي نبوت ۽ سندن وصفن جي بيان ۾ (ڪبير ۽ خازن). [151] شان نزول:- سيد الانبياء صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي بعثت ۽ قرآن ڪريم جي نازل ٿيڻ کان اڳ يهودي پنهنجين ضرورتن جي لاءِ حضور جن جي پاڪ نالي جي وسيلي سان دعا گهرندا هئا ۽ ڪامياب ٿيندا هئا ۽ هن طرح دعا گهرندا رهندا هئا اَللّٰهُمَّ انْصُرْنَا وَافْتَحْ عَلَيْهِمْ بِالنَّبِيِّ الْاُمِّيِّ ه اي رب اسان کي امي نبي جي صدقي ۾ فتح ۽ مدد عطا فرماءِ. مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته مقبولن جي حق جي وسيلي سان دعا قبول ٿيندي آهي. هي به معلوم ٿيو ته حضور کان اڳ جهان ۾ حضور جي تشريف آوريءَ جو چرچو مشهور هو ۽ ان وقت به حضور صلي الله عليه وسلم جن جي وسيلي سان خلق جي حاجت روائي ٿيندي هئي. [152] هي انڪار سرڪشيءَ حسد ۽ رياست جي محبت جي ڪري هو. [153] يعني ماڻهوءَ کي پنهنجي جان جي ڇوٽڪاري لاءِ اهو ڪرڻ گهرجي، جنهن مان آزاديءَ جي اميد هجي. يهودين هي برو سودو ڪيو جو الله جي نبيءَ ۽ ان جي ڪتاب جا منڪر ٿيا. [154] يهودين جي خواهش هئي ته ختم نبوت جو درجو بني اسرائيلن مان ڪنهن کي ملي. جڏهن ڏٺائون ته اهي محروم رهيا ۽ بني اسماعيل نوازيا ويا ته حسد ڪري منڪر ٿي ويا. مسئلو:- ان مان معلوم ٿيو ته حسد حرام ۽ محرومين جو سبب آهي. [155] يعني مختلف قسمن جي غضب جا حقدار ٿيا. [156] ان مان معلوم ٿيو ذلت ۽ خواريءَ وارو عذاب ڪافرن لاءِ خاص آهي.

اللّٰهُ قَالُوْا نُؤْمِنُ بِمَآ اُنْزِلَ عَلَيْنَا وَ يَكْفُرُوْنَ بِمَا وَرَآءَهٗ وَهُوَ

تہ چون ٿا جيڪو اسان تي لٿو آهي، ان تي ايمان آڻيون ٿا ١٥٦ ۽ باقي (ڪتابن) کان انڪار ڪن ٿا، حالانڪ اهو

الْحَقُّ مُصَدِّقًا لِّمَا مَعَهُمْ ؕ قُلْ فَلِمَ تَقْتُلُوْنَ اَنْۢبِيَآءَ اللّٰهِ مِنْ

برحق آهي تصديق ڪندڙ آهي (ڪتاب) جي جيڪو ساڻن گڏ آهي ١٥٩ اوهان فرمايو ته پوءِ اڳين نبين کي ڇو شهيد ڪيو؟ جيڪڏهن

قَبْلُ اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿۹۱﴾ وَلَقَدْ جَآءَكُمْ مُّوْسٰى بِالْبَيِّنٰتِ ثُمَّ

اوهان جو (پنهنجي ڪتاب تي) ايمان هو ١٦٠ ۽ بيشڪ موسىٰ اوهان وٽ پڌريون نشانيون کڻي آيو، پوءِ ١٦١

اتَّخَذْتُمُ الْعِجْلَ مِنْ بَعْدِهٖ وَاَنْتُمْ ظٰلِمُوْنَ ﴿۹۲﴾ وَاِذْ اَخَذْنَا مِيْثَاقَكُمْ

ان (موسىٰ جي وڃڻ) بعد ڳابي کي معبود بڻايو ۽ توهان ظالم هئا ١٦٢ ۽ (ياد ڪريو) جڏهن اسان اوهان کان (توريت کي مڃڻ جو)

وَرَفَعْنَا فَوْقَكُمُ الطُّوْرَ ؕ خُذُوْا مَآ اٰتَيْنٰكُمْ بِقُوَّةٍ وَّاسْمَعُوْا ؕ قَالُوْا سَمِعْنَا

واعدو ورتو ١٦٣ ۽ توهان جي مٿان طور (جبل چلائڻ لاءِ) بلند ڪيو سون جو ڪجهه اسان اوهان کي ڏنو ان کي مضبوطيءَ سان ٿو

وَعَصَيْنَا ۗ وَاُشْرِبُوْا فِىْ قُلُوْبِهِمُ الْعِجْلَ بِكُفْرِهِمْ ؕ قُلْ بِئْسَمَا

۽ ڪن لائي پڌو ۽ چيائون ته اسان پڌو ۽ نه مڃيو ۽ انهن جي دلين ۾ سندن ڪفر جي ڪري ڳابي جي محبت رچجي چڪي هئي

يَاْمُرُكُمْ بِهٖۤ اِيْمَانُكُمْ اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿۹۳﴾ قُلْ اِنْ كَانَتْ

فرمايو اوهان جو ايمان اوهان کي گهڻو نه بڇڙو حڪم ڪري ٿو، جيڪڏهن ايمان وارا آهيو ١٦٤ اوهان فرمايو جيڪڏهن

لَكُمُ الدَّارُ الْاٰخِرَةُ عِنْدَ اللّٰهِ خَالِصَةً مِّنْ دُوْنِ النَّاسِ فَتَمَنَّوُا

پويون گهر (بهشت) الله وٽ ٻين کان سواءِ اوهان لاءِ خاص آهي ته پوءِ موت جي تمنا ڪريو

الْمَوْتَ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿۹۴﴾ وَلَنْ يَّتَمَنَّوْهُ اَبَدًا ۢ بِمَا قَدَّمَتْ اَيْدِيْهِمْ ؕ

ڏسو جيڪڏهن توهان سچا آهيو. ١٦٥ ۽ ڪڏهن به ان جي تمنا نه ڪندا ١٦٦ انهن (براين) جي ڪري جيڪي اڳي

وَاللّٰهُ عَلِيْمٌۢ بِالظّٰلِمِيْنَ ﴿۹۵﴾ وَلَتَجِدَنَّهُمْ اَحْرَصَ النَّاسِ عَلٰى

ڪري چڪا آهن ١٦٧ ۽ الله ظالمن کي چڱيءَ طرح ڄاڻندڙ آهي. ۽ بيشڪ تون ضرور انهن کي سڀني کان وڌيڪ حياتيءَ تي

حَيٰوةٍ ۛۚ وَمِنَ الَّذِيْنَ اَشْرَكُوْا ۛۚ يَوَدُّ اَحَدُهُمْ لَوْ يُعَمَّرُ اَلْفَ

حرص ڪندڙ ڏسندين، ۽ مشرڪن مان ڪن جي تمنا آهي ته جيڪر هزار سال زنده رهي ١٦٨

سَنَةٍ ۚ وَمَا هُوَ بِمُزَحْزِحِهٖ مِنَ الْعَذَابِ اَنْ يُّعَمَّرَ ؕ وَاللّٰهُ بَصِيْرٌ

۽ ان وڏيءَ عمر جو ملڻ ان کي عذاب کان نه ٽوڙي ڪري سگهي، خدا سندن ڪمن کي

منزل ١

مؤمن کي گناهن جي ڪري عذاب ٿيندو، مگر ذلت ۽ خواريءَ جو عذاب نه ٿيندو. الله تعالىٰ فرمايو وَلِلّٰهِ الْعِزَّةُ وَلِرَسُوْلِهٖ وَلِلْمُؤْمِنِيْنَ ۔ ١٥٧ ان مان قرآن پاڪ، سمورا اهي ڪتاب ۽ صحيفا مراد آهن جيڪي الله تعالىٰ نازل فرمايا. يعني سڀني تي ايمان آڻيو. ١٥٨ ان مان انهن جي مراد توريت آهي. ١٥٩ يعني توريت تي ايمان آڻڻ جي دعوىٰ غلط آهي؛ ڇو ته قرآن پاڪ جيڪو توريت جي تصديق ڪندڙ آهي، ان جو انڪار توريت جو انڪار هوندو. ١٦٠ ان ۾ به انهن جي تڪذيب آهي ته جيڪڏهن توريت تي ايمان رکن ها ته نبين سڳورن کي هرگز شهيد نه ڪن ها. ١٦١ يعني حضرت موسىٰ عليه السلام جي طور جبل تي تشريف وٺي وڃڻ کان پوءِ. ١٦٢ ان ۾ انهن جي تڪذيب آهي ته شريعت موسوي جي مڃڻ جي دعوىٰ ڪوڙي آهي. جيڪڏهن توهان مڃيو ها ته حضرت موسىٰ عليه السلام جي عصا ۽ يد بيضا وغيره چٽين نشانين جي ڏسڻ کان پوءِ ڳابي جي پوڄا نه ڪريو ها. ١٦٣ توريت جي احڪام تي عمل ڪرڻ جو. ١٦٤ هن ۾ به انهن جي ايمان جي دعوىٰ جي تڪذيب آهي. ١٦٥ يهودين جي ڪوڙين دعوائن سان هڪ هيءَ به دعوىٰ هئي ته جنت خاص انهن جي لاءِ آهي. ان جو رد فرمايو ويجي ٿو ته جيڪڏهن توهان جي خيال ۾ جنت توهان جي خاص آهي ۽ آخرت جي طرف کان توهان کي اطمينان آهي ۽ عملن جي ضرورت نه آهي ته پوءِ جنتي نعمتن جي مقابلي ۾ دنياوي مصيبتون ڇو برداشت ڪريو ٿا؛ موت جي تمنا ڪريو جو توهان جي لاءِ راحت جو سبب آهي، جيڪڏهن توهان موت جي تمنا نه ڪئي ته هي توهان جو ڪوڙو دليل ٿيندو. حديث شريف ۾ آهي ته جيڪڏهن اهي موت جي تمنا ڪن ها ته سمورا هلاڪ ٿي وڃن ها ۽ سموري زمين تي ڪو يهودي باقي نه رهي ها. ١٦٦ هي غيب جي خبر ۽ معجزو آهي ته يهودي نهايت ضد ۽ سخت مخالفت جي باوجود به موت جي تمنا جو لفظ زبان تي نه آڻي سگهيا. ١٦٨ جيئن نبي آخرالزمان ۽ قرآن پاڪ جو ڪفر ۽ توريت جي تبديلي وغيره. مسئلو: موت جي محبت ۽ پالڻهار جي ملاقات جو شوق الله جي مقبول ٻانهن جو طريقو آهي. حضرت عمر رضي الله تعالىٰ عنه هر نماز کان پوءِ دعا گهرندا هو اَللّٰهُمَّ ارْزُقْنِيْ شَهَادَةً فِيْ سَبِيْلِكَ وَ وَفَاةً بِبَلَدِ رَسُوْلِكَ. اي الله! مون کي پنهنجيءَ واٽ ۾ شهادت ۽ پنهنجي رسول جي شهر ۾ وفات نصيب ڪر. عموماً سمورا اصحاب ڪرام ۽ خصوصاً بدر ۽ احد جا شهيد ۽ بيعت رضوان جا اصحاب الله جي واٽ ۾ موت جي محبت رکندا هئا. حضرت سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه ڪافرن جي سردار رستم بن فرخ زاده ڏانهن جيڪو خط موڪليو، ان ۾ هي لکيو هئائين، اِنَّ مَعَنَا قَوْمٌ يُّحِبُّوْنَ الْمَوْتَ كَمَا يُحِبُّ الْاَعَاجِمُ الْخَمْرَ. يعني مون سان گڏ اهڙي قوم آهي جيڪا موت کي ايترو پيار ڪري ٿي، جيترو عجمي شراب کي. ان ۾ لطيف اشارو هو ته شراب جي اڌوريءَ مستيءَ کي دنيا جي محبت وارا ديوانا پسند ڪندا آهن ۽ الله وارا موت کي محبوب حقيقي جي وصال جو ذريعو سمجهي محبوب ڄاڻندا آهن. مطلب ته ايمان وارا آخرت جي رغبت رکن ٿا ۽ جيڪڏهن ڊگهيءَ عمر جي تمنا ڪن ته اها ان لاءِ هوندي آهي ته نيڪيون ڪرڻ جي لاءِ ڪجهه وڌيڪ وقت ملي وڃي جنهن سان آخرت جي لاءِ نيڪ بختيءَ جو ذخيرو زياده ڪري سگهن. جيڪڏهن گذريل ڏينهن ۾ گناه ٿيا آهن ته انهن کان توبه ۽ بخشش جي دعا ڪري وٺن. صحاح جي حديث ۾ آهي ته ڪو دنيوي مصيبت کان پريشان ٿي ڪري موت جي تمنا نه ڪري ۽ حقيقت ۾ دنياوي معاملن کان تنگ اچي ڪري موت جي دعا ڪرڻ، صبر ۽ رضا، تسليم ۽ توڪل جي خلاف ۽ ناجائز آهي. ١٦٨ مشرڪن جو هڪ ٽولو مجوسي آهي. اهي پاڻ ۾ دعا سلام جي موقعي تي چوندا آهن زِهْ هزار سال، يعني هزار سال جيءُ. مطلب هيءَ آهي ته مجوسي مشرڪ هزار سال جيئڻ جي تمنا رکندا آهن، يهودي انهن کان به وڌي ويا جو انهن کي زندگيءَ جو حرص سڀ کان زياده آهي.

ع ١١/١٠ ١١

بِمَا يَعْمَلُوْنَ ﴿٩٦﴾ قُلْ مَنْ كَانَ عَدُوًّا لِّجِبْرِيْلَ فَاِنَّهٗ نَزَّلَهٗ عَلٰى

ڏسي رهيو آهي اوهان فرمايو جيڪو جبرئيل جو دشمن آهي [١٦٩] (سو پئي سڙي مري) پوءِ جو ان (جبرئيل) ته الله جي حڪم سان

قَلْبِكَ بِاِذْنِ اللّٰهِ مُصَدِّقًا لِّمَا بَيْنَ يَدَيْهِ وَهُدًى وَّ بُشْرٰى

تومان جي دل تي هي قرآن لاٿو آهي، جيڪو اڳين ڪتابن جي تصديق ڪندڙ آهي ۽ مسلمانن لاءِ هدايت

لِلْمُؤْمِنِيْنَ ﴿٩٧﴾ مَنْ كَانَ عَدُوًّا لِّلّٰهِ وَمَلٰٓئِكَتِهٖ وَرُسُلِهٖ وَجِبْرِيْلَ

۽ خوشخبري آهي. [١٧٠] جيڪو الله ۽ ان جي ملائڪن ۽ سندس رسولن ۽ جبرئيل ۽ ميڪائيل جو دشمن ٿيندو،

وَمِيْكٰىلَ فَاِنَّ اللّٰهَ عَدُوٌّ لِّلْكٰفِرِيْنَ ﴿٩٨﴾ وَلَقَدْ اَنْزَلْنَآ اِلَيْكَ اٰيٰتٍ

پوءِ بيشڪ الله (به اهڙن) ڪافرن جو دشمن آهي [١٧١] بيشڪ اسان توهان جي طرف پڌريون آيتون نازل ڪيون آهن [١٧٢]

بَيِّنٰتٍ ۚ وَمَا يَكْفُرُ بِهَآ اِلَّا الْفٰسِقُوْنَ ﴿٩٩﴾ اَوَكُلَّمَا عٰهَدُوْا عَهْدًا

۽ انهن جا رڳو بي فرمان ماڻهو ئي منڪر ٿيندا. ۽ ڇا جڏهن به ڪو واعدو ڪندا آهن ته

نَّبَذَهٗ فَرِيْقٌ مِّنْهُمْ ۭ بَلْ اَكْثَرُهُمْ لَا يُؤْمِنُوْنَ ﴿١٠٠﴾ وَلَمَّا جَآءَهُمْ

انهن مان هڪ گروه ان جي ڀڃڪڙي ڪندو آهي، بلڪ انهن مان گهڻن کي ايمان ڪونه آهي [١٧٣] ۽ جڏهن انهن وٽ الله جي طرفان

رَسُوْلٌ مِّنْ عِنْدِ اللّٰهِ مُصَدِّقٌ لِّمَا مَعَهُمْ نَبَذَ فَرِيْقٌ مِّنَ

(وڏي شان وارو) رسول آيو [١٧٤] (جيڪو) انهن جي ڪتابن جي تصديق ڪندڙ آهي [١٧٥] ته ڪتاب وارن مان هڪ گروه

الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْكِتٰبَ ۙ كِتٰبَ اللّٰهِ وَرَآءَ ظُهُوْرِهِمْ كَاَنَّهُمْ

الله جي ڪتاب کي پنهنجي پٺيءَ پٺيان اڇلائي ڇڏيو، [١٧٦] ڄڻ ته ڪين ڪا ڄاڻ ئي

لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿١٠١﴾ وَاتَّبَعُوْا مَا تَتْلُوا الشَّيٰطِيْنُ عَلٰى مُلْكِ سُلَيْمٰنَ ۚ

ڪا نه آهي [١٧٧] ۽ ان جي پيروي ڪيائون جيڪو سليمان جي بادشاهيءَ جي زماني ۾ [١٧٨] شيطان پڙهندا هئا ۽ سليمان

وَمَا كَفَرَ سُلَيْمٰنُ وَلٰكِنَّ الشَّيٰطِيْنَ كَفَرُوْا يُعَلِّمُوْنَ النَّاسَ

ڪفر نه ڪيو [١٧٩] پر شيطانن ڪفر ڪيو [١٨٠] (جو) ماڻهن کي جادو سيکارين ٿا ۽ اهو

السِّحْرَ ۗ وَمَآ اُنْزِلَ عَلَى الْمَلَكَيْنِ بِبَابِلَ هَارُوْتَ وَمَارُوْتَ ۭ

(جادو) جيڪو بابل ۾ ٻن ملائڪن هاروت ۽ ماروت تي لٿو هو

وَمَا يُعَلِّمٰنِ مِنْ اَحَدٍ حَتّٰى يَقُوْلَآ اِنَّمَا نَحْنُ فِتْنَةٌ فَلَا تَكْفُرْ ۭ

۽ اهي ٻئي ڪنهن کي ڪجهه نه سيکاريندا هئا جيستائين جو هي چون ته اسان ته (اوهان لاءِ) آزمائش آهيون، تنهنڪري (جادو سکي) پنهنجو ايمان نه وڃاءِ [١٨١]



[١٦٩] شان نزول :- يهودين جي عالم عبد الله بن صوريا، حضور سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن کي چيو ته توهان وٽ آسمان کان ڪهڙو ملائڪ ايندو آهي. فرمايائون جبرئيل. ابن صوريا چيو اهو اسان جو دشمن آهي، سختيءَ وارو عذاب ۽ تباهي آڻيندو آهي؛ ڪيترا دفعا اسان سان دشمني ڪري چڪو آهي. جيڪڏهن توهان وٽ ميڪائيل اچي ها ته توهان تي ايمان آڻيون ها. [١٧٠] ته يهودين جي دشمني جبرئيل سان بي معنيٰ آهي. پر جيڪڏهن انهن وٽ انصاف هجي ها ته اهي جبرئيل امين سان محبت ڪن ها ۽ ان جا شڪرگذار ٿين ها جو ان اهڙو ڪتاب آندو جنهن سان انهن جي ڪتاب جي تصديق ٿئي ٿي ۽ بُشْرٰى لِلْمُؤْمِنِيْنَ. فرمائڻ ۾ يهودين جو رد آهي. هاڻي ته جبرئيل هدايت ۽ خوشخبري آڻي رهيو آهي، پوءِ به توهان دشمنيءَ کان باز نٿا اچو. [١٧١] هن مان معلوم ٿيو ته نبين ۽ ملائڪن جي دشمني ڪفر ۽ الله جي غضب جو سبب آهي ۽ الله جي پيارن سان دشمني گويا خدا سان دشمني ڪرڻ آهي. [١٧٢] شان نزول :- هيءَ آيت ابن صوريا يهوديءَ جي جواب ۾ نازل ٿي، جنهن حضور جن کي چيو هو ته اي محمد! توهان اسان وٽ ڪا اهڙي شيءِ نه آندي، جنهن کي اسان سڃاڻيون ۽ نه توهان تي ڪا واضح آيت نازل ٿي، جنهن جي اسان تابعداري ڪريون. [١٧٣] شانِ نزول :- هيءَ آيت مالڪ بن صيف يهوديءَ جي جواب ۾ نازل ٿي جڏهن حضرت سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن يهودين کي الله تعالىٰ جا اهي وعدا ياد ڏياريا، جيڪي حضور جن تي ايمان آڻڻ متعلق ڪيا هئائون ته پوءِ ابن صيف واعدي جو ئي انڪار ڪري ڇڏيو. [١٧٤] يعني حضور سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم. [١٧٥] سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن توريت ۽ زبور وغيره جي تصديق فرمائيندا هئا ۽ خود انهن ڪتابن ۾ به حضور جي تشريف آوريءَ جي خوشخبري ۽ سندن وصفن ۽ احوال جو ذڪر بيان ٿيل هو. ان ڪري حضور جن جي تشريف آوري ۽ سندن وجود مبارڪ ئي انهن ڪتابن جي تصديق آهي. پوءِ حالت هن ڳالھ جي تقاضا ڪندڙ هئي ته حضور جن جي اچڻ تي ڪتاب وارن جو ايمان پنهنجن ڪتابن سان اڃان زياده پختو ٿيندو، مگر ان جي ابتڙ انهن پنهنجن ڪتابن جو ڪفر ڪيو. سديءَ جو قول آهي ته جڏهن حضور جن جي تشريف آوري ٿي ته يهودين توريت جي قرآن سان ڀيٽ ڪئي جڏهن توريت ۽ قرآن کي مطابق لڌائون ته توريت کي به ڇڏي ڏنائون. [١٧٦] يعني هن ڪتاب جي طرف نه واجهايائون. سفيان بن عيينه جو قول آهي ته يهودين توريت کي حرير ۽ ديبا جي ريشمي غلافن ۾ سون چانديءَ سان سينگاري رکي ڇڏيو ۽ ان جي احڪام کي نه مڃيو. [١٧٧] انهن آيتن مان معلوم ٿو ٿئي ته يهودين جا چار فرقا هئا. هڪڙي توريت تي ايمان آندو ۽ سندس حقن کي ادا ڪيو اهي ڪتاب وارا مؤمن آهن، انهن جو تعداد ٿورو آهي ۽ اَكْثَرُهُمْ مان انهن جي خبر پوي ٿي. ٻيو فرقو، جنهن ظاهر ظهور توريت جا واعدا توڙيا، ان جي حدڪان ٻاهر ويا ۽ سرڪشي اختيار ڪئي نَبَذَهٗ فَرِيْقٌ مِّنْهُمْ ۾ انهن جو بيان آهي. ٽيون فرقو اهو آهي جنهن واعدي توڙڻ جو اعلان ته نه ڪيو پر پنهنجيءَ جهالت جي ڪري واعدو ٽوڙيندا رهيا. انهن جو ذڪر بَلْ اَكْثَرُهُمْ لَا يُؤْمِنُوْنَ ۾ آهي. چوٿين فرقي ظاهري طور واعدا مڃيا ۽ اندر ۾ بغاوت ۽ سرڪشيءَ سان مخالفت ڪندا رهيا، هي فريب سان جاهل ٿيندا هئا. كَاَنَّهُمْ لَا يَعْلَمُوْنَ ۾ انهن تي دلالت آهي. [١٧٨] شانِ نزول :- حضرت سليمان عليه السلام جي زماني ۾ بني اسرائيل جادو سکڻ ۾ مشغول ٿيا ته ڪين ان کان روڪيائين ۽ سندن ڪتاب وٺي پنهنجي ڪرسيءَ جي هيٺان دفن ڪرايائين. حضرت سليمان عليه السلام جي وفات کان پوءِ شيطان اهي ڪتاب ڪڍرائي ماڻهن کي چيو ته سليمان عليه السلام انهن ڪتابن جي زور تي حڪومت ڪندو هو. بني اسرائيلن جي صالحن ۽ عالمن ته ان جو انڪار ڪيو پر انهن مان جاهل جادوءَ کي حضرت سليمان عليه السلام جو علم ٿا هي ان جي سکڻ تي ڪري پيا ۽ نبين جا ڪتاب ڇڏي ڏنائون ۽ حضرت سليمان عليه السلام تي ملامت شروع ڪيائون. سيد عالم صلى الله عليه وسلم جي زماني تائين انهيءَ حال تي رهيا. الله تعالىٰ حضور جن تي حضرت سليمان عليه السلام جي الزام جي صفائيءَ ۾ هيءَ آيت نازل فرمائي. [١٧٩] ڇو ته اهو نبي آهي ۽ نبي سڳورا ڪفر کان قطعًا معصوم ٿيندا آهن انهن جي طرف جادوءَ جي نسبت باطل ۽ غلط آهي، ڇو ته جادو جو ڪفريات کان خالي هجڻ مشڪل آهي. [١٨٠] جن حضرت سليمان عليه السلام تي جادوگريءَ جي ڪوڙي تهمت هڻي. [١٨١] يعني جادو سکيءَ ان تي عمل ۽ ڀروسو ڪري ۽ ان کي مباح ڄاڻي ڪافر نه ٿيءُ. هيءُ جادو فرمانبردارن ۽ نافرمانن جي وچ ۾ سَنڌ ۽ آزمائش جي لاءِ نازل ٿيو. جيڪو ان کي سکي ان تي عمل ڪري ته ڪافر ٿي ويندو ۽ ٻشرطيڪ ان جادوءَ ۾ ايمان جي خلاف ڪلمات ۽ افعال هجن ۽ جيڪو ان کان بچي ۽ نه سکي، يا سکي پر ان تي عمل نه ڪري ۽ ان جي ڪفريات جو اعتقاد نه رکندڙ هجي، اهو مؤمن رهندو ۽ اهوئي امام ابو منصور ماتريديءَ جو قول

فَيَتَعَلَّمُوْنَ مِنْهُمَا مَا يُفَرِّقُوْنَ بِهٖ بَيْنَ الْمَرْءِ وَزَوْجِهٖ ؕ وَمَا هُمْ
انهن کان اهو سکندا هئا جنهن سان مڙس ۽ سندس زال جي وچ ۾ جدائي وجهن ۽ اهي ان سان
بِضَآرِّيْنَ بِهٖ مِنْ اَحَدٍ اِلَّا بِاِذْنِ اللّٰهِ ؕ وَيَتَعَلَّمُوْنَ مَا يَضُرُّهُمْ
الله جي حڪم کان سواءِ ڪنهن کي به نقصان نه ٿا پهچائي سگهن[١٨٢] ۽ جيڪي ڪين نقصان پهچائي ۽ نفعو نه ڏئي
وَلَا يَنْفَعُهُمْ ؕ وَلَقَدْ عَلِمُوْا لَمَنِ اشْتَرٰىهُ مَا لَهٗ فِى الْاٰخِرَةِ مِنْ
اهو سکندا هئا ۽ بيشڪ ضرور انهن کي معلوم آهي ته جنهن اهو سودو ڪيو ، آخرت ۾ ان جو ڪو حصو
خَلَاقٍ ۛ وَلَبِئْسَ مَا شَرَوْا بِهٖۤ اَنْفُسَهُمْ ؕ لَوْ كَانُوْا يَعْلَمُوْنَ ﴿١٠٢﴾
ڪونه آهي جنهن سان پنهنجون جانيون وڪيائون سا ضرور بري شيءِ آهي جيڪر اهي ڄاڻن ها[١٨٣] (ته جادو نه سکن ها).
وَلَوْ اَنَّهُمْ اٰمَنُوْا وَاتَّقَوْا لَمَثُوْبَةٌ مِّنْ عِنْدِ اللّٰهِ خَيْرٌ ؕ لَوْ كَانُوْا
۽ جيڪڏهن اهي ايمان آڻين ها[١٨٤] ۽ پرهيزگاري ڪن ها ته الله جو اجر نهايت ڀلو آهي جيڪر اهي
يَعْلَمُوْنَ ﴿١٠٣﴾ ع يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَقُوْلُوْا رَاعِنَا وَقُوْلُوا انْظُرْنَا
ڄاڻن ها. اي ايمان وارو! راعنا (جو لفظ عرض ۾)[١٨٥] نه چئو ۽ عرض ڪريو ته آقا اسان تي نظر رکو
وَاسْمَعُوْا ؕ وَلِلْكٰفِرِيْنَ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿١٠٤﴾ مَا يَوَدُّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْ
۽ (پهريائين) غور سان ٻڌو[١٨٦] ۽ ڪافرن لاءِ دردناڪ عذاب آهي[١٨٧] جيڪي ڪتابي ۽ مشرڪ ڪافر آهن[١٨٨]
اَهْلِ الْكِتٰبِ وَلَا الْمُشْرِكِيْنَ اَنْ يُّنَزَّلَ عَلَيْكُمْ مِّنْ خَيْرٍ مِّنْ
سي نه ٿا گهرن ته توهان تي توهان جي پالڻهار طرفان ڪا
رَّبِّكُمْ ؕ وَاللّٰهُ يَخْتَصُّ بِرَحْمَتِهٖ مَنْ يَّشَآءُ ؕ وَاللّٰهُ ذُو الْفَضْلِ
ڀلائي لهي[١٨٩] ۽ الله، جنهن کي وڻيس پنهنجي رحمت سان خاص فرمائيندو آهي ۽ الله وڏي فضل
الْعَظِيْمِ ﴿١٠٥﴾ مَا نَنْسَخْ مِنْ اٰيَةٍ اَوْ نُنْسِهَا نَاْتِ بِخَيْرٍ مِّنْهَاۤ
وارو آهي. اسان جڏهن ڪا آيت منسوخ ڪريون ٿا[١٩٠] يا وساريون ٿا ته ان کان ڀلي يا ان جهڙي
اَوْ مِثْلِهَا ؕ اَلَمْ تَعْلَمْ اَنَّ اللّٰهَ عَلٰى كُلِّ شَىْءٍ قَدِيْرٌ ﴿١٠٦﴾ اَلَمْ تَعْلَمْ اَنَّ
آڻيندا آهيون، ڇا توکي خبر نه آهي ته الله سڀ ڪجهه ڪري سگهي ٿو. ڇا توکي خبر نه آهي ته
اللّٰهَ لَهٗ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ وَمَا لَكُمْ مِّنْ دُوْنِ اللّٰهِ
الله جي لاءِ ئي آهي آسمانن ۽ زمين جي بادشاهي ۽ الله کان سواءِ توهان جو نه ڪو حمايت

آهي. مسئلو:- جيڪو جادو ڪفر آهي، ان جو عامل جيڪڏهن مرد آهي ته قتل ڪيو ويندو. مسئلو: جيڪو جادو ڪفر نه آهي، مگر ان سان جانيون ختم ڪيون وڃن ٿيون، ان جو عامل ڌاڙيل ۽ رهزن جي حڪم ۾ آهي: مرد هجي يا عورت. مسئلو: جادوگر جي توبه قبول آهي. (مدارڪ). [١٨٢] مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته مؤثر حقيقي الله تعالىٰ آهي ۽ سببن جو تاثير مشيت هيٺ آهي. [١٨٣] پنهنجي بچاءُ ۽ سخت عذاب کي. [١٨٤] حضرت سيد ڪائنات صلى الله عليه وسلم ۽ قرآن پاڪ تي. [١٨٥] شان نزول:- جڏهن حضور اقدس صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن صحابه کي ڪجهه تعليم ۽ تلقين فرمائيندا هئا ته اهي ڪڏهن ڪڏهن وچ ۾ عرض ڪندا هئا رَاعِنَا يَارَسُوْلَ اللّٰهِ. ان جي هيءَ معنىٰ هئي ته يارسول الله اسان جي حال جي رعايت فرمايو. يعني ڪلام اقدس کي چڱيءَ طرح سمجهڻ جو موقعو ڏيو. يهودين جي لغت ۾ هي ڪلمو بي ادبي ۽ گستاخيءَ جي معنىٰ رکندو هو. انهن انهيءَ نيت سان چوڻ شروع ڪيو. حضرت سعد بن معاذ يهودين جي اصطلاح کان واقف هو، پاڻ هي ڪلمو هڪ ڏينهن انهن جي زبان مان ٻڌي، فرمايائين "اي خدا جا دشمنو! توهان تي الله جي لعنت هجي، جيڪڏهن مون هينئر ڪنهن جي واتان هي ڪلمو ٻڌو ته ان کي قتل ڪندس. يهودين چيو ته اسان تي توهان ڪاوڙجو ٿا، مسلمان به ته اهو ئي چوندا آهن. ان تي پاڻ ڏکويل ٿي ڪري خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيو ئي مس ته هيءَ آيت نازل ٿي، جنهن ۾ رَاعِنَا چوڻ جي منع فرمائي وئي ۽ ان معنىٰ جو ٻيو لفظ اُنْظُرْنَا چوڻ جو حڪم ٿيو. مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته نبين سڳورن جي تعظيم ۽ عزت ۽ انهن جي خدمت ۾ ادب جا ڪلما عرض ڪرڻ فرض آهي ۽ جنهن ڪلمي ۾ ادب جي ڇڏڻ جو شڪ به هجي، اهو زبان تي آڻڻ ممنوع آهي. [١٨٦] ۽ سمورو وقت متوجه رهو ته جيئن هن عرض ڪرڻ جي ضرورت ئي نه رهي ته "حضور توجه فرمايو" ڇو ته نبوت جي دربار جو اهو ئي ادب آهي. مسئلو:- نبين جي دربار ۾ ماڻهوءَ کي ادب جي وڏن مرتبن جو لحاظ رکڻ لازم آهي. [١٨٧] مسئلو:- لِلْكٰفِرِيْنَ ۾ اشارو آهي ته نبين سڳورن جي حضور ۾ بي ادبي ڪفر آهي. [١٨٨] شان نزول يهودين جي هڪ جماعت مسلمانن سان دوستيءَ ۽ خيرخواهيءَ جو اظهار ڪندي هئي، انهن جي تڪذيب ۾ هيءَ آيت نازل ٿي، مسلمانن کي ٻڌايو ويو ته ڪافر خيرخواهيءَ جي دعوىٰ ۾ ڪوڙا آهن (جمل). [١٨٩] يعني ڪافر ڪتاب وارا ۽ مشرڪ ٻئي مسلمانن سان بغض رکن ٿا ۽ هن ڳالهه تي ڪڙهن ٿا ته انهن جي نبي محمد مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن کي نبوت ۽ وحي عطا ٿي ۽ مسلمانن کي اها وڏي نعمت ملي (خازن وغيره). [١٩٠] شان نزول: قرآن



ڪريم اڳين شريعتن ۽ ڪتابن کي منسوخ فرمايو ته ڪافرن کي تمام گهڻي نفرت ٿي ۽ انهن ان تي طعنو ڪيو ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي ۽ ٻڌايو ويو ته منسوخ به خدا جي طرف کان آهي ۽ ناسخ به، ٻئي صحيح حڪمتون آهن ۽ ناسخ ڪڏهن منسوخ کان زياده آسان ۽ نفعي وارو ٿيندو آهي، قدرت الاهيءَ تي يقين رکڻ وارن کي ان ۾ تردد جي جاءِ نه آهي. ڪائنات ۾ مشاهدو ڪيو وڃي ته الله تعالىٰ رات کي ڏينهن سان، سرديءَ کي گرميءَ سان، ننڍپڻ کي جوانيءَ سان، تندرستيءَ کي بيماريءَ سان، بهار کي خزان سان منسوخ فرمائي ٿو. هي سڀ نسخ ۽ تبديليون ان جي قدرت جا دليل آهن ته هڪ آيت ۽ هڪ حڪم جي منسوخ ٿيڻ ۾ ڪهڙو تعجب آهي! نسخ حقيقت ۾ اڳين حڪم جي مدت جو بيان هوندو آهي ته اهو حڪم ان مدت لاءِ هو ۽ عين حڪمت هو. ڪافرن جي بي سمجهيءَ آهي جو نسخ تي اعتراض ڪن ٿا ۽ ڪتاب وارن جو اعتراض سندن عقيدن جي لحاظ کان به غلط آهي. انهن کي حضرت آدم عليه السلام جي شريعت جي حڪمن جي منسوخيت تسليم ڪرڻي پوندي. هي مڃڻو پوندو ته ڇنڇر جي ڏينهن دنيوي ڪم انهن کان اڳ حرام نه هو. انهن تي حرام ٿيو، هي اقرار به لازم ٿيندو ته توريت ۾ حضرت نوح عليه السلام جي امت جي لاءِ سمورا جانور حلال هجڻ بيان ڪيو ويو ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام تي گهڻا حرام ڪيا ويا. انهن حڪمن جي هوندي نسخ جو انڪار ڪهڙيءَ طرح ممڪن آهي. مسئلو ڏ جهڙي طرح آيت، ٻيءَ آيت سان منسوخ ٿئي ٿي، اهڙيءَ طرح حديث متواتر سان به ٿئي ٿي. مسئلو:- نسخ ڪڏهن فقط تلاوت جو هوندو آهي، ڪڏهن صرف حڪم جو، ڪڏهن تلاوت ۽ حڪم ٻنهيءَ جو: بيهقي ابوامامه کان روايت ڪئي ته هڪ انصاري صحابي رات جو تهجد جي لاءِ اٿيو ۽ سورة فاتحه کان پوءِ جيڪا سورة هميشه پڙهندو هو ان کي پڙهڻ گهريائين، پر اها بلڪل ياد نه آئي ۽ بسم الله کان سواءِ ڪجهه نه پڙهي سگهيو. صبح جو ٻين صحابين سڳورن سان ان جو ذڪر ڪيائين، انهن سڳورن فرمايو ته اسان جو به اهو ئي حال آهي. اها سورة اسان کي به ياد هئي ۽ هاڻي اسان جي حافظي ۾ نه رهي آهي. سمورن گڏجي سيد عالم صلى الله عليه وسلم جي خدمت اقدس ۾ اهو واقعو عرض ڪيو. حضور جن فرمايو اڄ رات اها سورة مٽي ڪئي وئي، ان جو حڪم ۽ تلاوت ٻئي منسوخ ٿيا. ڪاغذن تي اها لکي وئي هئي انهن تي نقش به باقي نه رهيو.

مِنْ وَّلِيٍّ وَّلَا نَصِيْرٍ ﴿١٠٧﴾ اَمْ تُرِيْدُوْنَ اَنْ تَسْــَٔلُوْا رَسُوْلَكُمْ

كندڙ ۽ نه مددگار آهي. ڇا اوهان پنهنجي رسول کان اهڙو سوال ڪرڻ گهرو ٿا جهڙو ١٩١ موسى

كَمَا سُئِلَ مُوْسٰى مِنْ قَبْلُ ؕ وَمَنْ يَّتَبَدَّلِ الْكُفْرَ بِالْاِيْمَانِ

کان اڳ ٿيو هو ۽ جيڪو ايمان جي عيوض ڪفر وني ٿو ١٩٢ اهو سڌي

فَقَدْ ضَلَّ سَوَآءَ السَّبِيْلِ ﴿١٠٨﴾ وَدَّ كَثِيْرٌ مِّنْ اَهْلِ الْكِتٰبِ لَوْ يَرُدُّوْنَكُمْ

رستي کان ڀٽڪي ويو. ڪتاب وارن مان گهڻا گهرن ٿا ١٩٣ جيڪر اوهان کي

مِّنْ بَعْدِ اِيْمَانِكُمْ كُفَّارًا ۚۖ حَسَدًا مِّنْ عِنْدِ اَنْفُسِهِمْ مِّنْ

ايمان آڻڻ بعد ڪافر ڪري ڇڏين، پنهنجي دلين جي ساڙ کان ١٩٤

بَعْدِ مَا تَبَيَّنَ لَهُمُ الْحَقُّ ۚ فَاعْفُوْا وَاصْفَحُوْا حَتّٰى يَاْتِيَ اللّٰهُ

ان کان پوءِ جو حق انهن تي چڱيءَ طرح ظاهر ٿي چڪو آهي، سو اوهان ڇڏي ڏيو ۽ معاف ڪريو ايستائين جو الله پنهنجو

بِاَمْرِهٖ ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَلٰى كُلِّ شَیْءٍ قَدِيْرٌ ﴿١٠٩﴾ وَاَقِيْمُوا الصَّلٰوةَ

حڪم موڪلي، بيشڪ الله هر هڪ شيءِ تي قادر آهي. ۽ نماز قائم رکو ۽

وَاٰتُوا الزَّكٰوةَ ؕ وَمَا تُقَدِّمُوْا لِاَنْفُسِكُمْ مِّنْ خَيْرٍ تَجِدُوْهُ عِنْدَ

زڪواة ڏيو ١٩٥ ۽ اوهان پنهنجي جانين لاءِ جيڪا چڱائي اڳ ۾ موڪليندا، سا الله وٽ

اللّٰهِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ بِمَا تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرٌ ﴿١١٠﴾ وَقَالُوْا لَنْ يَّدْخُلَ الْجَنَّةَ

لهندا، بيشڪ الله اوهان جا ڪم ڏسي رهيو آهي. ۽ (ڪتاب وارن) چيو ته بهشت ۾ ڪو

اِلَّا مَنْ كَانَ هُوْدًا اَوْ نَصٰرٰى ؕ تِلْكَ اَمَانِيُّهُمْ ؕ قُلْ هَاتُوْا بُرْهَانَكُمْ

يهودي ۽ نصاراني داخل ٿيندا ١٩٦ اهي سندن خيال آهن، اوهان فرمايو پنهنجو دليل آڻيو

اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿١١١﴾ بَلٰى ۚ مَنْ اَسْلَمَ وَجْهَهٗ لِلّٰهِ وَهُوَ

١٩٧ جيڪڏهن سچا آهيو. هائو (ڇو نه) جنهن الله جي لاءِ پنهنجو منهن جهڪايو ۽ اهو

مُحْسِنٌ فَلَهٗۤ اَجْرُهٗ عِنْدَ رَبِّهٖ ۪ وَلَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ

نيڪوڪار آهي ١٩٨ ته ان جو عيوض سندس پالڻهار وٽ آهي ۽ انهن کي نه ڪو ڀؤ ۽ نه

يَحْزَنُوْنَ ﴿١١٢﴾ ع وَقَالَتِ الْيَهُوْدُ لَيْسَتِ النَّصٰرٰى عَلٰى شَیْءٍ ۪ وَّ

ڪو غم آهي ١٩٩ ۽ يهودين چيو نصارا ڪنهن (دين) تي نه آهن، ۽

ع ١٣ / ٩ / ١٣

١٩١ شانِ نزول:- يهودين چيو اي محمد! (صلى الله عليه وسلم) اسان وٽ توهان اهو ڪتاب آڻيو، جيڪو آسمان کان هڪ ئي ڀيري نازل ٿئي. هيءَ آيت انهن جي حق ۾ نازل ٿي.

١٩٢ يعني جيڪي آيتون نازل ٿي چڪيون آهن، تن جي قبول ڪرڻ ۾ هٿ وڌو بحث ڪري ۽ ٻيون آيتون طلب ڪري. مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته جنهن سوال ۾ فساد هجي، اهو بزرگن جي اڳيان پيش ڪرڻ جائز نه آهي ۽ سڀ کان وڏو فساد هي آهي ته ان سان نافرماني ظاهر ٿيندي هجي.

١٩٣ شانِ نزول:- جنگ احد کان پوءِ يهودين جي جماعت حضرت حذيفه بن يمان ۽ عمار بن ياسر رضى الله عنهما کي چيو ته جيڪڏهن توهان حق تي هجو ها ته توهان کي شڪست نه اچي ها، توهان اسان جي دين جي طرف واپس اچو. حضرت عمار فرمايو ته توهان وٽ واعدو ٽوڙڻ ڪيئن آهي؟ انهن چيو نهايت برو. پاڻ فرمايائين ته مان واعدو ڪيو آهي ته زندگيءَ جي آخري گهڙيءَ تائين سيدِ عالم صلى الله تعالى عليه وسلم کان نه ڦرندس ۽ ڪفر اختيار نه ڪندس ۽ حضرت حذيفه فرمايو ته مان راضي ٿيس الله جي رب هجڻ، محمد مصطفى صلى الله تعالى عليه وسلم جي رسول هجڻ، اسلام جي دين هجڻ، قرآن جي يقيني هجڻ، ڪعبي جي قبلي هجڻ ۽ مؤمنن جي ڀائر هجڻ کان. پوءِ اهي ٻئي سڳورا حضور صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ ڪين واقعي جي خبر ڏنائون. حضور جن فرمايو ته توهان چڱو ڪيو ۽ چوٽڪارو ولڌو. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي.

١٩٤ اسلام جي سچائي ڄاڻڻ کان پوءِ يهودين جو مسلمانن جي ڪفر ۽ مرتد ٿيڻ جي تمنا ڪرڻ ۽ هي گهرڻ ته اهي ايمان کان محروم ٿي وڃن، حسد جي ڪري هو. حسد وڏو ئي عيب آهي. مسئلو:- حديث شريف ۾ آهي ته سيدِ عالم صلى الله تعالى عليه وسلم جن فرمايو ته حسد کان بچو، اهو چڱاين کي اهڙي طرح کائيندو آهي جيئن باه سُڪل ڪاٺيءَ کي. مسئلو:- حسد حرام آهي. مسئلو:- جيڪڏهن ڪو شخص پنهنجي مال ۽ دولت جا اثر ۾ رعب سان گمراهي ۽ بي ديني پکيڙيندو هجي ته ان جي فتني کان محفوظ رهڻ جي لاءِ ان جي نعمت جي زواليت جي تمنا حسد ۾ داخل نه آهي ۽ حرام به نه آهي.

١٩٥ مؤمنن کي، يهودين کي معافي جي حڪم ڏيڻ کان پوءِ ڪين پنهنجي نفس جي اصلاح جي طرف متوجه فرمائي ٿو.

١٩٦ يعني يهودي چوندا آهن ته جنت ۾ صرف يهودي داخل ٿيندا ۽ نصرانيه چوندا آهن ته فقط نصراني ۽ اهي مسلمانن کي دين کان منحرف ڪرڻ جي لاءِ چوندا آهن، جيئن ته نسخ وغيره جا بيهودا شبها انهن هن اميد تي پيش ڪيا هئا ته مسلمانن کي پنهنجي دين ۾ ڪجهه تردد ٿي وڃي، اهڙي طرح انهن کي جنت کان مايوس ڪري اسلام کان ڦيرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن جيئن سيپاره جي پڇاڙيءَ ۾ انهن جو هي مقولو ذڪر ٿيل آهي: وَقَالُوْا كُوْنُوْا هُوْدًا اَوْ نَصٰرٰى تَهْتَدُوْا. الله تعالى انهن جي ان خيالِ باطل جو رد فرمائي ٿو. ١٩٧ مسئلو:- هن آيت مان معلوم ٿيو ته نفي جي دعوىٰ ڪندڙ کي به دليل آڻڻ ضروري آهي، ان کان سواءِ دعوىٰ باطل ۽ ناقابل قبول ٿيندي. ١٩٨ ٿو ڙي اهو ڪنهن زماني، ڪنهن نسل يا ڪنهن قوم جو هجي. ١٩٩ هن ۾ اشارو آهي ته يهودين ۽ نصارن جي هيءَ دعوىٰ ته جنت جا فقط اهي ئي مالڪ آهن، بلڪل غلط آهي؛ ڇو ته جنت ۾ داخل ٿيڻ صحيح عقيدي ۽ صالح عمل تي مرتب آهي ۽ هي انهن کي حاصل نه آهي.

قَالَتِ النَّصٰرٰى لَيْسَتِ الْيَهُوْدُ عَلٰى شَيْءٍ ۙ وَّهُمْ يَتْلُوْنَ

نصارن چيو تہ يهودي ڪنهن (دين) تي نہ آهن ٢٠٠ حالانڪ اهي ڪتاب پڙهن

الْكِتٰبَ ؕ كَذٰلِكَ قَالَ الَّذِيْنَ لَا يَعْلَمُوْنَ مِثْلَ قَوْلِهِمْ ۚ فَاللّٰهُ

ٿا ، ٢٠١ اهڙيءَ طرح جاهلن (بہ) انهن جهڙي ڳالهہ چئي، ٢٠٢ پوءِ الله

يَحْكُمُ بَيْنَهُمْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ فِيْمَا كَانُوْا فِيْهِ يَخْتَلِفُوْنَ ﴿۱۱۳﴾ وَمَنْ

انهن جي وچ ۾ قيامت جي ڏينهن فيصلو فرمائيندو، جنهن ڳالهہ ۾ جهڳڙو ڪري رهيا آهن ، ۽

اَظْلَمُ مِمَّنْ مَّنَعَ مَسٰجِدَ اللّٰهِ اَنْ يُّذْكَرَ فِيْهَا اسْمُهٗ

ڪير ان کان وڌيڪ ظالم آهي ٢٠٣ جيڪو الله جي مسجدن کي منجهن خدا جي نالي وٺڻ کان روڪي ٢٠٤

وَسَعٰى فِيْ خَرَابِهَا ؕ اُولٰٓئِكَ مَا كَانَ لَهُمْ اَنْ يَّدْخُلُوْهَآ

۽ انهن جي ويران ڪرڻ ۾ ڪوشش ڪري ٢٠٥ انهن کي صرف ڊپ سان ئي مسجدن ۾ داخل

اِلَّا خَآئِفِيْنَ ۬ؕ لَهُمْ فِي الدُّنْيَا خِزْيٌ وَّلَهُمْ فِي الْاٰخِرَةِ عَذَابٌ

ٿيڻ سونهندو هو ، انهن لاءِ دنيا ۾ خواري آهي ٢٠٦ ۽ انهن لاءِ آخرت ۾ وڏو عذاب

عَظِيْمٌ ﴿۱۱۴﴾ وَلِلّٰهِ الْمَشْرِقُ وَالْمَغْرِبُ ۚ فَاَيْنَمَا تُوَلُّوْا فَثَمَّ وَجْهُ

آهي ٢٠٧ ۽ اوڀر اولهہ سڀ الله جو ئي آهي، سو توهان جيڏانهن بہ منهن ڪريو اوڏانهن وجه الله (خدا جي رحمت توهان طرف متوجه) آهي

اللّٰهِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ وَاسِعٌ عَلِيْمٌ ﴿۱۱۵﴾ وَقَالُوا اتَّخَذَ اللّٰهُ وَلَدًا ۙ سُبْحٰنَهٗ ؕ

بيشڪ الله ڪشادگي وارو علم وارو آهي . ۽ چيائون خدا پنهنجي لاءِ اولاد رکي آهي اهو (ان) پاڪ آهي ٢٠٨ (اولاد کان)

بَلْ لَّهٗ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ كُلٌّ لَّهٗ قٰنِتُوْنَ ﴿۱۱۶﴾ بَدِيْعُ

بلڪ جيڪي آسمانن ۾ ۽ زمين ۾ آهي ٢٠٩ سو سندس ملڪيت آهي سڀ ان جي آڏو ڪنڌ جهڪائيندڙ آهن . آسمانن ۽

السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ وَاِذَا قَضٰٓى اَمْرًا فَاِنَّمَا يَقُوْلُ لَهٗ كُنْ فَيَكُوْنُ ﴿۱۱۷﴾

زمين جو نئين پيدا ڪندڙ آهي ٢١٠ ۽ جڏهن ڪنهن ڳالهہ (ڪم) جو فيصلو ڪري تہ ان کي ايترو فرمائي ٿو تہ ٿي وڃ! اها بنا دير

وَقَالَ الَّذِيْنَ لَا يَعْلَمُوْنَ لَوْلَا يُكَلِّمُنَا اللّٰهُ اَوْ تَاْتِيْنَآ اٰيَةٌ ؕ

ٿي پوي ٿي ٢١١ ۽ جاهلن چيو ٢١٢ الله اسان سان ڇو نٿو ڳالهائي ٢١٣ يا اسان کي ڪا نشاني ملي ، ٢١٤

كَذٰلِكَ قَالَ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ مِّثْلَ قَوْلِهِمْ ؕ تَشَابَهَتْ

اهڙيءَ طرح انهن کان اڳ وارن بہ انهن جهڙي ڳالهہ ڪئي هئي . هنن جون ۽ انهن جون

٢٠٠ شان نزول :- نجران جي نصرانين جو وفد سيد عالم صلی اللہ علیہ وسلم جن جي خدمت ۾ آيو ، پوءِ يهودين جا عالم آيا ۽ ٻنهي ۾ مناظرو شروع ٿي ويو ، آواز بلند ٿي ويا ، شور ٿيو ، يهودين چيو نصارن جو ڪو دين ڪونہ آهي ۽ حضرت عيسیٰ عليہ السلام ۽ انجيل جو انڪار ڪيائون . اهڙيءَ طرح نصارن يهودين کي چيو تہ توهان جو ڪو دين ناهي ۽ حضرت موسیٰ عليہ السلام ۽ توريت جو انڪار ڪيائون . ان باري ۾ هيءَ آيت نازل ٿي . ٢٠١ يعني باوجود علم جي انهن اهڙي جاهلانہ گفتگو ڪئي ، حالانڪ انجيل ، جنهن کي نصاریٰ مڃن ٿا ، ان ۾ توريت ۽ حضرت موسیٰ عليہ السلام جي نبوت جي تصديق آهي . اهڙيءَ طرح توريت جنهن کي يهودي مڃن ٿا ، ان ۾ حضرت عيسیٰ عليہ السلام جي نبوت ۽ انهن سمورن حڪمن جي تصديق آهي ، جيڪي کيس الله تعالیٰ جي طرف کان عطا ٿيا .

٢٠٢ ڪتاب وارن عالمن وانگر اهي جاهل ، جيڪي نہ علم رکندا هئا ، نہ ڪتاب ، جيئن تہ بت پرست ، باهہ پرست وغيره ، انهن هر هڪ دين واري جي تڪذيب شروع ڪئي ۽ چيو تہ اهو ڪجهہ نہ آهي . انهن جاهلن مان عرب مان مشرڪ بہ آهن ، جن نبي ڪريم صلی اللہ تعالیٰ عليہ وسلم ۽ سندن دين جي شان ۾ اهڙا ئي ڪلما چيا . ٢٠٣ شان نزول :- هيءَ آيت بيت المقدس جي بي عزتي متعلق نازل ٿي . جنهن جو مختصر واقعو هيءُ آهي تہ روم جي نصرانين بني اسرائيلن تي حملو ڪيو ، انهن جي تجربيڪار ماڻهن کي قتل ڪيائون ، انهن جي اولاد کي قيد ڪيائون ، توريت کي ساڙيائون ، بيت المقدس کي ويران ڪيائون ، ان ۾ ليتي اڇلايائون ، خنزير ذبح ڪيائون ، (معاذالله) بيت المقدس خلافتِ فاروقيءَ تائين ويرانيءَ ۾ رهيو . سندس زماني مبارڪ ۾ مسلمانن ان کي ٺاهيو . هڪ قول هي بہ آهي تہ هيءَ آيت مڪي جي مشرڪن جي حق ۾ نازل ٿي ، جن اسلام جي شروعات ۾ حضور سيد عالم صلی اللہ تعالیٰ عليہ وسلم ۽ سندن صحابہ ڪرام کي ڪعبي ۾ نماز پڙهڻ کان روڪيو هو ۽ جنگ حديبيہ جي وقت ان ۾ نماز ۽ حج کان منع ڪيو هو . ٢٠٤ ذڪر ، نماز ، خطبي ، تسبيح ، وعظ ۽ نعت شريف سڀني کي شامل ڪيل آهي ۽ الله جي ذڪر کي منع ڪرڻ هر جاءِ تي برو آهي ، خاص ڪري مسجدن ۾ ، جيڪي انهيءَ ڪم جي لاءِ ٺاهيون وڃن ٿيون . مسئلو :- جيڪو شخص مسجد کي ذڪر ۽ نماز کان معطل ڪري ، اهو مسجد جو ويران ڪندڙ ۽ وڏو ظالم آهي . ٢٠٥ مسئلو :- مسجد جي ويراني جيئن ذڪر ۽ نماز روڪڻ سان ٿئي ٿي ، تيئن ئي ان جي عمارت کي نقصان پهچائڻ ۽ بي حرمتي سان بہ . ٢٠٦ دنيا ۾ انهن کي هيءَ خواري پهتي جو قتل ڪيا ويا ، گرفتار ٿيا ، جلاوطن ڪيا ويا ، خلافتِ فاروقيءَ ۽ خلافت عثمانيءَ ۾ شام ملڪ سندن قبضي مان نڪري ويو ، بيت المقدس مان ذلت ۽ خواريءَ سان ڪڍيا ويا . ٢٠٧ شان نزول :- صحابہ ڪرام نبي ڪريم صلی اللہ عليہ وسلم جن سان گڏ هڪ اونداهي رات ۾ سفر ۾ هئا ۽ قبلي جو طرف معلوم ٿي نہ سگهيو ، هر هڪ شخص ، جنهن طرف ان جي دل بيٺي ، نماز پڙهي . صبح جو سيد عالم صلی اللہ عليہ وسلم جن جي خدمت ۾ حال عرض ڪيائون تہ هيءَ آيت نازل ٿي . مسئلو :- هن مان معلوم ٿيو تہ جيڪڏهن قبلي جو طرف معلوم نہ ٿي سگهي تہ جنهن طرف دل بيهي تہ اهي قبلو آهي ، انهيءَ طرف منهن ڪري نماز پڙهي . هن آيت جي شان نزول ۾ ٻيو قول هيءُ آهي تہ هيءَ ان مسافر جي حق ۾ نازل ٿي ، جيڪو سواريءَ تي نفل ادا ڪري ، ان جي سواري جنهن طرف متوجه ٿئي ان طرف ان جي نماز درست آهي . بخاري ۽ مسلم جي حديثن مان هي ثابت آهي . هڪ قول هي آهي تہ *انهن جي رد ۾ هيءَ آيت نازل ٿي ، بيت المقدس يا ڪعبي ، اوڀر ، اولهہ سڀ الله جو آهي ، جنهن طرف ڪُهري قبلو مقرر فرمائي ، ڪنهن کي اعتراض جو ڪهڙو حق (خازن) . هڪ قول هيءُ آهي تہ هيءَ آيت دعا جي حق ۾ وارد ٿي ، حضور جن کان معلوم ڪيو ويو تہ ڪهڙي طرف منهن ڪري دعا گهري وڃي ، ان جي جواب ۾ هيءَ آيت نازل ٿي . هڪ قول هيءُ آهي تہ هيءَ آيت حق کان ڀڄڻ ۽ فرار ٿيڻ ۾ آهي ۽ اَيْنَمَا تُوَلُّوْا جو خطاب انهن ماڻهن کي آهي ، جيڪي الله جي ذڪر کي روڪن ٿا ۽ مسجدن کي ويران ڪرڻ ۾ ڪوشش ڪن ٿا ، تہ اهي دنيا جي خواريءَ ۽ آخرت جي عذاب کان ڪيڏانهن بہ ڀڄي نہ ٿا سگهن ، ڇو تہ اولهہ ۽ اوڀر سڀ الله جو آهي ، جيڏانهن ڀڄندا ، اهو پڪڙيندو . ان تقدير تي وجه الله جي معنیٰ خدا جو قرب ۽ حضور آهي (فتح العزيز) . هڪ قول مطابق معنیٰ هيءُ آهي تہ جيڪڏهن ڪافر ڪعبة الله ۾ نماز کان منع ڪن تہ توهان جي لاءِ سموري زمين مسجد ٺاهي وئي آهي ، جتي گهرو ، قبلي جي طرف منهن ڪري نماز پڙهو . ٢٠٨ شان نزول :- يهودين حضرت عزير کي ۽ نصارن حضرت عيسیٰ کي خدا جو پٽ چيو . عرب جي مشرڪن ، ملائڪن کي خدا جون ڌيئرون ٻڌايو . انهن جي رد ۾ هيءَ آيت نازل ٿي ، فرمايائين سُبْحٰنَهٗ اهو پاڪ آهي ان کان تہ ان جي اولاد هجي ، ان جي طرف اولاد جي نسبت ڪرڻ ، ان کي عيب لڳائڻ ۽ بي ادبي آهي . حديث ۾ آهي تہ الله تعالیٰ فرمائي ٿو ابن آدم مون کي گاريون ڏنيون ، منهنجي لاءِ اولاد ٻڌائي ، مان اولاد ۽ زال کان پاڪ آهيان . ٢٠٩ ۽ مملوڪ ٿيڻ ، اولاد ٿيڻ جي نفي آهي ، جڏهن سمورو جهان ان جو ملڪ آهي تہ ڪو اولاد ڪيئن ٿي .

* جڏهن قبلو تبديل ٿي ڪعبي جو حڪم آيو تہ يهودين مسلمانن کي طعنا ڏنا

قُلُوْبُهُمْ ۭ قَدْ بَيَّنَّا الْاٰيٰتِ لِقَوْمٍ يُّوْقِنُوْنَ ﴿١١٨﴾ اِنَّآ اَرْسَلْنٰكَ

دليون هڪجهڙيون آهن.[٢١٥] بيشڪ اسان ويساهه وارن لاءِ نشانيون بيان ڪري ڇڏيون آهن.[٢١٦] بيشڪ اسان توهان کي حق سان

بِالْحَقِّ بَشِيْرًا وَّنَذِيْرًا ۙ وَّلَا تُسْـَٔلُ عَنْ اَصْحٰبِ الْجَحِيْمِ ﴿١١٩﴾

خوشخبري ڏيندڙ ۽ ڊيڄاريندڙ ڪري موڪليو ۽ اوهان کان دوزخين بابت سوال ڪو نه ٿيندو.[٢١٧] ۽ يهودي

وَلَنْ تَرْضٰى عَنْكَ الْيَهُوْدُ وَلَا النَّصٰرٰى حَتّٰى تَتَّبِعَ مِلَّتَهُمْ ۭ

۽ نصاريٰ توهان کان هرگز راضي نه ٿيندا جيستائين جو توهان انهن جي دين جي پيروي نه ڪريو.[٢١٨] توهان فرمايو ته

قُلْ اِنَّ هُدَى اللّٰهِ هُوَ الْهُدٰى ۭ وَلَىِٕنِ اتَّبَعْتَ اَهْوَاۗءَهُمْ

الله جي هدايت ئي (قابل اتباع) هدايت آهي،[٢١٩] (اي پڙهندڙ!) جاڻ حاصل ٿيڻ بعد به جيڪڏهن تون

بَعْدَ الَّذِيْ جَاۗءَكَ مِنَ الْعِلْمِ ۙ مَا لَكَ مِنَ اللّٰهِ مِنْ وَّلِيٍّ وَّلَا

انهن جي خواهشن جي پيروي ڪئي ته توکي الله کان نه ڪير بچائڻ وارو هوندو ۽ نه ڪو مددگار ٿيندو.[٢٢٠]

نَصِيْرٍ ﴿١٢٠﴾ اَلَّذِيْنَ اٰتَيْنٰھُمُ الْكِتٰبَ يَتْلُوْنَهٗ حَقَّ تِلَاوَتِهٖ ۭ اُولٰۗىِٕكَ

جن کي اسان ڪتاب ڏنو آهي، اهي جيئن پڙهڻ جو حق آهي (تيئن) ان جي تلاوت ڪن ٿا، اهي ان تي ايمان رکن

يُؤْمِنُوْنَ بِهٖ ۭ وَمَنْ يَّكْفُرْ بِهٖ فَاُولٰۗىِٕكَ ھُمُ الْخٰسِرُوْنَ ﴿١٢١﴾ يٰبَنِىْٓ

ٿا ۽ جيڪي ان جا منڪر ٿيندا ته اهي ئي نقصان وارا آهن.[٢٢١] اي يعقوب جي اولاد!

اِسْرَاۗءِيْلَ اذْكُرُوْا نِعْمَتِيَ الَّتِىْٓ اَنْعَمْتُ عَلَيْكُمْ وَاَنِّىْ فَضَّلْتُكُمْ

منهنجو احسان ياد ڪريو جيڪو مون اوهان تي ڪيو ۽ اهو جو مون اوهان کي ان زماني جي مڙني ماڻهن تي

عَلَي الْعٰلَمِيْنَ ﴿١٢٢﴾ وَاتَّقُوْا يَوْمًا لَّا تَجْزِىْ نَفْسٌ عَنْ نَّفْسٍ شَـيْـــًٔـا وَّ

فضيلت ڏني. ۽ ان ڏينهن کان ڊڄو جو (جنهن ڏينهن) ڪو به شخص ٻئي جو بدلو نه ٿيندو ۽ نه ڪنهن کان ڪجهه وٺي

لَا يُقْبَلُ مِنْهَا عَدْلٌ وَّلَا تَنْفَعُهَا شَفَاعَةٌ وَّلَا ھُمْ يُنْصَرُوْنَ ﴿١٢٣﴾ وَاِذِ

ڇڏيو ويندو ۽ نه ان (ڪافر) کي ڪا سفارش نفعو ڏيندي[٢٢٢] ۽ نه انهن جي مدد ٿيندي. ۽ جڏهن[٢٢٣]

ابْتَلٰٓى اِبْرٰهٖمَ رَبُّهٗ بِكَلِمٰتٍ فَاَتَـمَّهُنَّ ۭ قَالَ اِنِّىْ جَاعِلُكَ لِلنَّاسِ

ابراهيم کي سندس پالڻهار ڪن ڳالهين سان آزمايو[٢٢٤] ته انهيءَ اهي پوريون ڪري ڏيکاريون،[٢٢٥] فرمايائين آءُ توکي ماڻهن جو اڳواڻ ڪرڻ وارو آهيان.

اِمَامًا ۭ قَالَ وَمِنْ ذُرِّيَّتِىْ ۭ قَالَ لَا يَنَالُ عَهْدِي الظّٰلِمِيْنَ ﴿١٢٤﴾

عرض ڪيائين ۽ منهنجي اولاد مان (به امام ڪندين)؟ فرمايائين منهنجو عهد ظالمن کي نه پهچندو.[٢٢٦] (پاڪريو)



سگهي ٿو. مسئلو:- جيڪڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي اولاد جو مالڪ ٿي وڃي ته اها اولاد ان وقت آزاد ٿي ويندي. [٢١٠] جنهن ڪنهن اڳين مثال کان سواءِ شين کي عدم مان وجود عطا فرمايو. [٢١١] يعني ڪائنات ان جي ارادي فرمائيندي ئي وجود ۾ اچي وڃي ٿي. [٢١٢] يعني ڪتاب وارا يا مشرڪ. [٢١٣] يعني بغير واسطي جي پاڻ ڇو نه ٿو فرمائي، جيئن ملائڪن ۽ نبين سان ڪلام فرمائي ٿو. هي انهن جي مڪمل تڪبر ۽ نهايت سرڪشي هئي جو انهن پاڻ کي نبين ۽ ملائڪن جي برابر سمجهيو. شان نزول:- رافع بن خزيمه حضور اقدس صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن کي چيو ته جيڪڏهن توهان الله جا رسول آهيو ته الله کي فرمايو ته اهو اسان سان ڳالهائي، اسان پاڻ ٻڌون. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي. [٢١٤] ضد جي ڪري هي انهن آيتن جو انڪار آهي، جيڪي الله تعالىٰ عطا فرمايون.

[٢١٥] اندائپ ۽ نابينائي ۽ ڪفر ۽ بي رحميءَ ۾ هن ۾ نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي تسڪين خاطر فرمايو ويو ته توهان انهن جي سرڪشيءَ ۽ مخالفت انڪار کان ڏکويل نه ٿيو، اڳيان ڪافر به نبين سان ايئن ئي ڪندا هئا. [٢١٦] يعني قرآن جون آيتون ۽ چٽا معجزا انصاف واري کي سيد عالم صلى الله عليه وسلم جي نبوت جي يقين ڏيارڻ جي لاءِ ڪافي آهن، مگر جيڪو يقين جو طالب نه هجي اهو دليلن مان فائدو وٺي نه ٿو سگهي. [٢١٧] ته انهن ايمان ڇو نه آندو، ان ڪري ته توهان پنهنجو تبليغ جو فرض پوري طرح ادا فرمائي ڇڏيو. [٢١٨] ۽ هي ناممڪن آهي، ڇو ته اهي ڪوڙ تي آهن. [٢١٩] اها ئي تابعداري جي قابل آهي ۽ ان کان سواءِ هر هڪ وات باطل ۽ گمراهي آهي. [٢٢٠] هي خطاب امتِ محمّدي کي آهي ته جڏهن توهان ڄاڻو ٿا ته سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن توهان ڏي حق ۽ هدايت آندي، تڏهن به توهان هرگز ڪافرن جي خواهشن جي تابعداري نه ڪجو، جيڪڏهن ايئن ڪيو ته توهان کي ڪو الله جي عذاب کان بچائڻ وارو نه آهي. (خازن). [٢٢١] شان نزول:- حضرت ابن عباس رضى الله عنهما فرمايو ته هيءَ آيت اهلِ سفينه جي باري ۾ نازل ٿي، جيڪي جعفر بن ابي طالب سان گڏ بارگاهه رسالت ۾ حاضر ٿيا هئا، انهن جو تعداد چاليهه هو، ٻٽيهه حبشي ۽ اٺ شامي راهب. انهن ۾ بحيرا راهب به هو. معنيٰ هيءَ آهي ته حقيقت ۾ توريت تي ايمان آڻڻ وارا اهي آهن، جيڪي ان جي تلاوت جو حق ادا ڪن ٿا ۽ بغير تحريف ۽ تبديليءَ جي پڙهن ٿا ۽ ان جي معنيٰ سمجهن ٿا ۽ مڃن ٿا ۽ ان ۾ حضور سيد ڪائنات صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي نعت ۽ صفت ڏسي حضور جن تي ايمان آڻن ٿا ۽ جيڪي حضور جن جا منڪر ٿين ٿا، اهي توريت تي ايمان نه ٿا رکن. [٢٢٢] هن ۾ يهودين جو رد آهي جيڪي چوندا هئا ته اسان جا ابا ڏاڏا بزرگ ٿي گذريا آهن. اسان جي شفاعت ڪري ڇڏائيندا، انهن کي مايوس ڪيو وڃي ٿو ته شفاعت ڪافرن جي لاءِ نه آهي. [٢٢٣] حضرت ابراهيم عليه السلام جي ولادت سرزمين اهواز جي مقام سوس ۾ ٿي، پوءِ سندس والد کيس نمرود جي ملڪ بابل ۾ آندو. يهودي، نصاريٰ ۽ عرب جا مشرڪ سڀ سندس فضل ۽ شرف جو اعتراف ۽ سندس نسل منجهان ٿيڻ تي فخر ڪن ٿا. الله تعالىٰ سندس اهي حالات بيان فرمايا، جن سببان سڀني تي اسلام جو قبول ڪرڻ لازم ٿي وڃي ٿو، ڇو ته جيڪي شيون الله تعالىٰ مٿس واجب ڪيون، اُهي اسلام جي خصائص مان آهن. [٢٢٤] خدائي آزمائش هيءَ آهي ته ٻانهي تي ڪا پابندي لازم فرمائي ۽ ان تي ان جي کري ۽ کوٽي هجڻ جو اظهار ڪري. [٢٢٥] جيڪي ڳالهيون الله تعالىٰ حضرت ابراهيم عليه السلام تي آزمائش جي لاءِ واجب ڪيون هيون، انهن ۾ مفسرن جا چند قول آهن. قتاده جو قول آهي ته اهي حج جا احڪام آهن. مجاهد چيو ان مان اهي ڏهه شيون مُراد آهن، جيڪي ايندڙ آيتن ۾ مذڪور آهن. حضرت ابن عباس جو قول هي آهي ته اهي ڏهه شيون هي آهن. ١:- مڇون ڪترائڻ، ٢:- ڪرڙي ڪرڻ، ٣:- نڪ ۾ صفائيءَ جي لاءِ پاڻي استعمال ڪرڻ، ٤:- ڏندڻ ڪرڻ، ٥:- مٿي ۾ سينڌ ڪڍڻ، ٦:- ننهن ڪترائڻ، ٧:- بغل جا وار ڪڙائڻ، ٨:- زيرناف وارن جي صفائي ڪرڻ، ٩:- طهر ڪرائڻ ۽ ١٠:- پاڻي سان استنجو ڪرڻ. هي سڀ شيون حضرت ابراهيم عليه السلام تي واجب هيون ۽ انهن مان اسان تي ڪي شيون واجب آهن ۽ ڪي سنت. [٢٢٦] مسئلو:- يعني تنهنجي اولاد ۾ جيڪي ظالم (ڪافر) آهن، اهي امامت جو منصب حاصل نه ڪندا. مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته ڪافر مسلمانن جو اڳواڻ نه ٿو ٿي سگهي ۽ مسلمانن کي ان جي تابعداري ڪرڻ جائز نه آهي.

وَاِذْ جَعَلْنَا الْبَيْتَ مَثَابَةً لِّلنَّاسِ وَاَمْنًا ؕ وَاتَّخِذُوْا مِنْ

جڏهن اسان بيت الله کي ماڻهن جي موٽڻ جو ماڳ ۽ امان ڪيوسون ۲۲۸ ۽ ابراهيم جي بيهڻ جي جاءِ کي نماز پڙهڻ

مَّقَامِ اِبْرٰهٖمَ مُصَلًّى ؕ وَعَهِدْنَآ اِلٰٓى اِبْرٰهٖمَ وَاِسْمٰعِيْلَ اَنْ

جي جاءِ مقرر ڪري وٺو ۲۲۹ ۽ اسان ابراهيم ۽ اسماعيل کي تاڪيد ڪيو ته منهنجي گهر کي طواف

طَهِّرَا بَيْتِيَ لِلطَّآئِفِيْنَ وَالْعٰكِفِيْنَ وَالرُّكَّعِ السُّجُوْدِ ﴿۱۲۵﴾ وَاِذْ

ڪندڙن ۽ اعتڪاف وارن ۽ رڪوع (۽) سجدو ڪندڙن لاءِ چڱيءَ طرح پاڪ ڪريو ۽ جڏهن ابراهيم

قَالَ اِبْرٰهٖمُ رَبِّ اجْعَلْ هٰذَا بَلَدًا اٰمِنًا وَّارْزُقْ اَهْلَهٗ مِنَ

عرض ڪيو ته اي منهنجا پالڻهار! هن شهر (مڪي) کي امان وارو ڪر ۽ هن جي رهندڙن کي قسم قسم جي ميون مان روزي ڏي

الثَّمَرٰتِ مَنْ اٰمَنَ مِنْهُمْ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ ؕ قَالَ وَمَنْ كَفَرَ

(انهن کي) جن انهن مان الله ۽ قيامت جي ڏينهن تي ايمان هجي ۲۳۰ فرمايائين جنهن ڪفر ڪيو ان کي به ٿورو (دنيا جو)

فَاُمَتِّعُهٗ قَلِيْلًا ثُمَّ اَضْطَرُّهٗٓ اِلٰى عَذَابِ النَّارِ ؕ وَبِئْسَ الْمَصِيْرُ ﴿۱۲۶﴾ وَ

نفعو ڏيندس، پوءِ ان کي دوزخ جي طرف مجبور ڪندس ۽ اها موٽي وڃڻ جي نهايت بڇڙي جاءِ آهي. ۽

اِذْ يَرْفَعُ اِبْرٰهٖمُ الْقَوَاعِدَ مِنَ الْبَيْتِ وَاِسْمٰعِيْلُ ؕ رَبَّنَا تَقَبَّلْ

جڏهن ابراهيم ۽ اسماعيل ان گهر جا بنياد بلند ٿي ڪيا ۽ چوندي اي اسان جا پالڻهار! اسان کان (هي خدمت)

مِنَّا ؕ اِنَّكَ اَنْتَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ ﴿۱۲۷﴾ رَبَّنَا وَاجْعَلْنَا مُسْلِمَيْنِ

قبول ڪر ۲۳۱ بيشڪ تون ئي ٻڌندڙ (۽) ڄاڻندڙ آهين. اي اسان جا پالڻهار! اسان کي پنهنجو فرمانبردار ڪر ۲۳۲ ۽ اسان جي

لَكَ وَمِنْ ذُرِّيَّتِنَآ اُمَّةً مُّسْلِمَةً لَّكَ ۪ وَاَرِنَا مَنَاسِكَنَا

اولاد مان هڪ جماعت پنهنجي فرمانبردار ڪر ۽ اسان کي اسان جي عبادت جا قاعدا ڏيکار ۽ اسان تي پنهنجي رحمت سان

وَتُبْ عَلَيْنَا ۚ اِنَّكَ اَنْتَ التَّوَّابُ الرَّحِيْمُ ﴿۱۲۸﴾ رَبَّنَا وَابْعَثْ فِيْهِمْ

رجوع ڪر ۲۳۳ بيشڪ تون ئي وڏو توبه قبول ڪندڙ ۽ ٻاجهارو آهين. اي اسان جا پالڻهار! انهن ۾ وڏي شان وارو

رَسُوْلًا مِّنْهُمْ يَتْلُوْا عَلَيْهِمْ اٰيٰتِكَ وَيُعَلِّمُهُمُ الْكِتٰبَ وَالْحِكْمَةَ

رسول انهن مان ئي موڪل ۲۳۴ جيڪو مٿن تنهنجون آيتون پڙهي ۽ کين تنهنجو ڪتاب ۲۳۵ ۽ پختو علم سيکاري ۲۳۶

وَيُزَكِّيْهِمْ ؕ اِنَّكَ اَنْتَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ﴿۱۲۹﴾ ع وَمَنْ يَّرْغَبُ عَنْ مِّلَّةِ

۽ انهن کي چڱيءَ طرح پاڪ ڪري ۲۳۷ بيشڪ تون ئي غالب (۽) حڪمت وارو آهين. ۽ ابراهيم جي دين کان (ٻيو) ڪير منهن موڙيندو ۲۳۸

منزل ۱

۲۲۷ بيت مان ڪعبو شريف مراد آهي ۽ ان ۾ سمورو حرم شريف داخل آهي. ۲۲۸ امن بڻائڻ مان مراد هيءَ آهي ته ڪعبة الله جي حرم ۾ قتل ۽ ڦرلٽ حرام آهي يا هي ته اتي شڪار کي به امن آهي، ايستائين جو حرم شريف ۾ شينهن ۽ بگهڙ به شڪار جو تعاقب نه ٿا ڪن، ڇڏي موٽي وڃن ٿا. هڪ قول هي آهي ته مؤمن ان ۾ داخل ٿي ڪري عذاب کان امن وارو ٿي وڃي ٿو. حرم کي حرم ان ڪري چيو وڃي ٿو ته ان ۾ قتل، ظلم ۽ شڪار منع ۽ حرام آهي. (احمدي) جيڪڏهن ڪو مجرم به داخل ٿي وڃي ته اتي ان کي پڪڙيو نه ويندو. (مدارڪ) ۲۲۹ مقامِ ابراهيم اهو پٿر آهي جنهن تي بيهي ڪري حضرت ابراهيم عليه السلام ڪعبه معظمه جي اڏاوت فرمائي ۽ ان ۾ سندس قدم مبارڪ جو نشان هو. ان کي نماز جي جاءِ بڻائڻ جو امر مستحب هجڻ جي لاءِ آهي. هڪ قول هي آهي ته ان نماز مان طواف جون ٻه رڪعتون مراد آهن. (احمدي وغيره) ۲۳۰ جڏهن ته امامت جي باري ۾ لَا يَنَالُ عَهْدِي الظّٰلِمِيْنَ ارشاد ٿي چڪو هو، تنهن ڪري حضرت ابراهيم عليه السلام هن دعا ۾ مؤمنن کي خاص فرمايو ۽ اهوئي ادب جو شان هو. الله تعالىٰ ڪرم ڪيو، دعا قبول فرمائي ۽ ارشاد فرمايو ته رزق سڀني کي ڏنو ويندو، مؤمن کي به ڪافر کي به. پر ڪافر جو رزق ٿورو آهي، يعني صرف دنيوي زندگيءَ ۾ اهو حصي وارو ٿي سگهي ٿو. ۲۳۱ پهرين پيري ڪعبه معظمه جو بنياد حضرت آدم عليه السلام رکيو ۽ نوح جي طوفان کان پوءِ حضرت ابراهيم عليه السلام انهيءَ بنياد تي اڏاوت فرمائي. هيءَ اڏاوت خاص سندن هٿن مبارڪن سان ٿي. ان جي لاءِ پٿر آڻڻ جي خدمت ۽ سعادت حضرت اسماعيل عليه السلام کي حاصل ٿي. ٻنهي سڳورن ان وقت هيءَ دعا گهري ته اي پالڻهار! اسان جي هيءَ طاعت ۽ خدمت قبول فرماءِ. ۲۳۲ اهي حضرات الله تعالىٰ جا فرمانبردار ۽ مخلص ٻانها هئا پوءِ به هيءَ دعا ان جي لاءِ آهي ته طاعت ۽ اخلاص ۾ اڃان وڌيڪ ڪمال جي طلب رکن ٿا. طاعت جي ذوق مان ڍاول نه ٿا ٿين، سبحان الله ـ فڪر هر ڪس بقدر همت اوست. ۲۳۳ حضرت ابراهيم ۽ حضرت اسماعيل عليهما السلام معصوم آهن، سندن طرف کان ته هيءَ نوڙت آهي ۽ الله وارن جي لاءِ تعليم آهي. مسئلو:- ته هي مقام دعا جي قبول ٿيڻ جو آهي ۽ هتي دعا ۽ توبه ابراهيمي سنت آهي. ۲۳۴ يعني حضرت ابراهيم حضرت اسماعيل جي دعا ۾ هيءَ دعا سيد الانبياء صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي لاءِ هئي، يعني ڪعبه معظمه جي اڏاوت جي وڏي خدمت بجا آڻڻ ۽ توبه ۽ بخشش گهرڻ کان پوءِ حضرت ابراهيم ۽ اسمٰعيل عليهما السلام جن هيءَ دعا گهري ته اي پالڻهار پنهنجي محبوب نبي آخر الزمان صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن کي اسان جي نسل ۾ ظاهر فرماءِ ۽ شرف اسان کي عنايت ڪر. اها دعا قبول ٿي ۽ انهن ٻنهي سڳورن جي نسل ۾ حضور جن کان سواءِ ڪو نبي نه ٿيو حضرت ابراهيم جي اولاد ۾ باقي نبي حضرت اسحاق جي نسل مان آهن. مسئلو:- سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن پنهنجو ميلاد شريف پاڻ بيان فرمايو. امام بغوي هڪ حديث بيان فرمائي ته حضور جن فرمايو ته مان الله تعالىٰ وٽ خاتم النبيين لکيل هيس، ان حال ۾ جو حضرت آدم جو پتلو مٽيءَ ۽ پاڻيءَ ۾ هو. مان توهان کي پنهنجي ابتدائي حال جي خبر ڏيان. مان ابراهيمي دعا آهيان، پنهنجي والده جي خواب جو تعبير آهيان، جيڪا منهنجي ولادت جي وقت ڏٺو هو ۽ ان جي لاءِ هڪ نور چمڪندو ظاهر ٿيو جنهن سان شام ملڪ جا محلات انجي لاءِ روشن ٿي ويا. ان حديث ۾ ابراهيم جي دعا مان اها ئي دعا مراد آهي، جيڪا هن آيت ۾ مذڪور آهي. الله تعالىٰ اها دعا قبول فرمائي ۽ آخري زماني ۾ حضور سيد الانبياء صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن کي مبعوث فرمايائين. الحمد لله على احسانه (جمل ۽ خازن). ۲۳۵ هن ڪتاب مان قرآن پاڪ ۽ ان جي تعليم مان ان جي حقيقتن ۽ معنائن جو سکڻ مراد آهي. ۲۳۶ حڪمت جي معنىٰ ۾ گهڻا قول آهن. ڪن وٽ حڪمت مان فقه مراد آهي. قتاده جو قول آهي ته حڪمت سنت جو نالو آهي. ڪي چون ٿا ته حڪمت احڪام جي علم کي چوندا آهن. خلاصو هي ته حڪمت علم اسرار آهي. ۲۳۷ پاڪ ڪرڻ جي اها معنىٰ آهي ته نفس ۽ روحن جي پٽيءَ کي دشمنيءَ کان پاڪ ڪري، پردا کڻي ۽ قابليتن جي آئيني جي روشني فرمائي ڪري انهن کي انهيءَ قابل ڪري ڇڏي ته جيئن انهن ۾ حقيقتون ظاهر ٿي سگهن. ۲۳۸ شان نزول:- يهودين جي عالمن مان حضرت عبد الله بن سلام اسلام آڻڻ کان پوءِ پنهنجن ٻن ڀائٽين مهاجر ۽ سلمه کي اسلام جي دعوت ڏني ۽ انهن کي فرمايائين ته توهان کي معلوم آهي ته الله تعالىٰ توريت ۾ فرمايو آهي ته مان اولاد اسماعيل مان هڪ نبي پيدا ڪندس، جنهن جو نالو احمد هوندو. جيڪو ان تي ايمان آڻيندو اهو ڪامياب ٿيندو ۽ جيڪو ايمان نه آڻيندو، اهو لعنتي آهي. اهو ٻڌي سلمه ايمان آندو ۽ مهاجر اسلام کان انڪار ڪيو. ان تي الله تعالىٰ هيءَ آيت نازل فرمائي ظاهر ڪري ڇڏيو ته جڏهن حضرت ابراهيم عليه السلام پاڻ هن رسول معظم جي مبعوث ٿيڻ جي دعا فرمائي ته جيڪو ان جي دين کان ڦري اهو حضرت ابراهيم جي دين کان ڦريو. هن

إِبْرٰهٖمَ إِلَّا مَنْ سَفِهَ نَفْسَهٗ ۚ وَلَقَدِ اصْطَفَيْنٰهُ فِي الدُّنْيَا ۚ

سواءِ ان جي جيڪو دل جو احمق (جاهل) آهي ۽ بيشڪ ضرور اسان ان کي دنيا ۾ چونڊيو. [٢٣٩]

وَإِنَّهٗ فِي الْاٰخِرَةِ لَمِنَ الصّٰلِحِيْنَ ﴿١٣٠﴾ إِذْ قَالَ لَهٗ رَبُّهٗٓ أَسْلِمْ ۙ

۽ بيشڪ هو آخرت ۾ اسان جي خاص قرب جي قابليت وارن مان آهي [٢٤٠]. جڏهن ان کي سندس پالڻهار فرمايو ته ڪنڌ جهڪاءِ

قَالَ أَسْلَمْتُ لِرَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿١٣١﴾ وَوَصّٰى بِهَآ إِبْرٰهٖمُ بَنِيْهِ

عرض ڪيائين مون ان جي لاءِ ڪنڌ جهڪايو جيڪو ساري جهان جو پالڻهار آهي. ۽ انهيءَ دين جي ابراهيم پنهنجي پٽن کي ۽ يعقوب (پنهنجي

وَيَعْقُوْبُ ۭ يٰبَنِيَّ إِنَّ اللّٰهَ اصْطَفٰى لَكُمُ الدِّيْنَ فَلَا تَمُوْتُنَّ

پٽن کي) وصيت ڪئي. اي منهنجا پٽو! بيشڪ الله هي دين اوهان لاءِ چونڊيو آهي، پوءِ اوهان

إِلَّا وَأَنْتُمْ مُّسْلِمُوْنَ ﴿١٣٢﴾ أَمْ كُنْتُمْ شُهَدَآءَ إِذْ حَضَرَ يَعْقُوْبَ

مسلمان ٿي مرجو. بلڪ خود توهان مان ڪي موجود هئا [٢٤١] جنهن وقت يعقوب تي

الْمَوْتُ ۙ إِذْ قَالَ لِبَنِيْهِ مَا تَعْبُدُوْنَ مِنْ بَعْدِيْ ۭ قَالُوْا نَعْبُدُ

موت آيو، جو انهيءَ پنهنجي پٽن کي فرمايو مون کان پوءِ ڪنهن جي پوڄا ڪندؤ؟ چيائون اسان ان جي پوڄا ڪنداسون

إِلٰهَكَ وَإِلٰهَ اٰبَآئِكَ إِبْرٰهٖمَ وَإِسْمٰعِيْلَ وَإِسْحٰقَ إِلٰهًا

جيڪو توهان جو خدا آهي ۽ توهان جي پيءُ ڏاڏي ابراهيم ۽ اسماعيل [٢٤٢] ۽ اسحاق جو جيڪو اڪيلو

وَّاحِدًا ۚ وَّنَحْنُ لَهٗ مُسْلِمُوْنَ ﴿١٣٣﴾ تِلْكَ أُمَّةٌ قَدْ خَلَتْ ۚ لَهَا مَا

خدا آهي، ۽ اسان ان جي آڏو ڪنڌ جهڪائيندڙ آهيون [٢٤٣]. هي هڪ امت آهي جيڪا گذري چڪي [٢٤٤] (هاڻ انهن تي بهتان

كَسَبَتْ وَلَكُمْ مَّا كَسَبْتُمْ ۚ وَلَا تُسْـَٔلُوْنَ عَمَّا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿١٣٤﴾ وَ

نه هڻو) انهن لاءِ آهي جيڪي انهن ڪمايو ۽ اوهان لاءِ آهي جيڪي اوهان ڪمايو ۽ انهن جي ڪمن جي اوهان کان پڇا نه ٿيندي ۽

قَالُوْا كُوْنُوْا هُوْدًا أَوْ نَصٰرٰى تَهْتَدُوْا ۭ قُلْ بَلْ مِلَّةَ إِبْرٰهٖمَ

(ڪتاب وارن) چيو [٢٤٥] يهودي يا نصاري ٿيو ته سڌو رستو لهندؤ، اوهان فرمايو بلڪ اسان ته ابراهيم جو دين وٺون ٿا

حَنِيْفًا ۭ وَمَا كَانَ مِنَ الْمُشْرِكِيْنَ ﴿١٣٥﴾ قُوْلُوْٓا اٰمَنَّا بِاللّٰهِ وَمَآ أُنْزِلَ

جيڪو هر باطل کان جدا آهي ۽ اهو مشرڪن مان نه هو [٢٤٦] (هيئن) چئو ته اسان ايمان آندو الله تي ۽ ان تي جيڪو

إِلَيْنَا وَمَآ أُنْزِلَ إِلٰٓى إِبْرٰهٖمَ وَإِسْمٰعِيْلَ وَإِسْحٰقَ وَيَعْقُوْبَ

اسان ڏي لاٿو ويو ۽ جيڪو ابراهيم ۽ اسماعيل ۽ اسحاق ۽ يعقوب

۾ يهودين، نصارن ۽ عرب جي مشرڪن ڏانهن اشارو آهي، جيڪي پاڻ کي عزت ۽ فخر واسطي حضرت ابراهيم عليه السلام ڏانهن منسوب ڪندا هئا. جڏهن ان جي دين کان ڦري ويا ته پوءِ شرافت ڪٿي رهي.

[٢٣٩] رسالت ۽ دوستيءَ سان گڏ رسول ۽ خليل بنايو.

[٢٤٠] جن جي لاءِ بلند درجا آهن پوءِ حضرت ابراهيم عليه السلام ۾ ٻنهي جهانن جي عزت جو جامع آهي ته پوءِ طريقت ۽ ملت کان ڦرڻ وارو ضرور نادان ۽ بيوقوف آهي.

[٢٤١] شان نزول: هيءَ آيت يهودين جي حق ۾ نازل ٿي. انهن چيو هو ته حضرت يعقوب عليه السلام پنهنجيءَ وفات جي ڏينهن پنهنجيءَ اولاد کي يهودي رهڻ جي وصيت ڪئي هئي. الله تعالىٰ انهن جي ان بهتان جي رد ۾ هيءَ آيت نازل فرمائي (خازن). معنىٰ هيءَ آهي ته اي بني اسرائيلو! توهان جا اڳيان مان ٿو حضرت يعقوب عليه السلام جي آخري وقت ان ٿي موجود هئا، جنهن وقت ان پنهنجن پٽن کي سڏي انهن کان اسلام ۽ توحيد جو اقرار ورتو هو ۽ هي اقرار ورتو هو جيڪو آيت ۾ ذڪر ٿيل آهي.

[٢٤٢] حضرت اسماعيل عليه السلام کي حضرت يعقوب عليه السلام جي ابن ۾ داخل ڪرڻ هن لاءِ آهي جو حضرت اسماعيل سندس چاچو آهي ۽ چاچو پيءُ جي جاءِ تي هوندو آهي. جيئن حديث شريف ۾ آهي ۽ سندس نالو حضرت اسحاق عليه السلام کان اڳ ذڪر فرمائڻ ٻن سببن جي ڪري آهي: هڪ هيءُ ته هو حضرت اسحاق عليه السلام کان چوڏهن سال وڏو آهي. ٻيو هن لاءِ ته هو حضرت سيد الانبياء عليه الصلوٰة والسلام جن جو ڏاڏو آهي.

[٢٤٣] يعني حضرت ابراهيم ۽ يعقوب عليهما السلام ۽ سندن مسلمان اولاد.

[٢٤٤] اي يهوديو! توهان انهن تي بهتان نه هڻو.

[٢٤٥] شان نزول: حضرت ابن عباس رضي الله عنهما فرمايو ته هيءَ آيت يهودين جي سردارن ۽ نجران جي نصرانين جي جواب ۾ نازل ٿي. يهودين مسلمانن کي هي چيو هو ته حضرت موسىٰ سڀني نبين ۾ سڀني کان افضل آهي ۽ توريت سڀني ڪتابن کان افضل آهي ۽ يهودي دين سڀني دينن کان اعلىٰ آهي. ان سان گڏ انهن حضرت سيد ڪائنات صلي الله عليه وسلم ۽ انجيل ۽ قرآن جو ڪفر ڪري مسلمانن کي چيو هو ته يهودي ٿي وڃو. اهڙيءَ طرح نصرانين به پنهنجي ئي دين کي سچو بڌائي مسلمانن کي نصراني ٿيڻ جو چيو هو، ان تي هيءَ آيت نازل ٿي.

[٢٤٦] هن ۾ يهودين ۽ نصارن ڏانهن اشارو آهي ته توهان مشرڪ آهيو، ان ڪري ملت ابراهيم تي هجڻ جي دعوىٰ جيڪا توهان ڪريو ٿا سا باطل آهي. ان کان پوءِ مسلمانن کي خطاب فرمايو ويو ته اهي انهن يهودين ۽ نصارن کي هي چئي ڇڏين قُوْلُوْٓا اٰمَنَّا الاٰية.

وَالْاَسْبَاطِ وَمَآ اُوْتِيَ مُوْسٰى وَعِيْسٰى وَمَآ اُوْتِيَ النَّبِيُّوْنَ

۽ (ان جي) اولاد ڏانهن لاٿو ويو ۽ جيڪو موسىٰ ۽ عيسىٰ کي عطا ڪيو ويو ۽ جيڪو ٻين نبين کي سندن پالڻهار

مِنْ رَّبِّهِمْ ۚ لَا نُفَرِّقُ بَيْنَ اَحَدٍ مِّنْهُمْ ۖ وَنَحْنُ لَهٗ

طرفان عطا ٿيو. اسان انهن ۾ (ڪنهن تي ايمان آڻڻ ۾) ڪو فرق نٿا ڪريون ۽ اسان الله جي آڏو ڪنڌ جهڪائيندڙ آهيون.

مُسْلِمُوْنَ ﴿۱۳۶﴾ فَاِنْ اٰمَنُوْا بِمِثْلِ مَآ اٰمَنْتُمْ بِهٖ فَقَدِ اهْتَدَوْا ۚ

پوءِ جيڪڏهن اهي پڻ ايمان آڻين جيئن اوهان آندو آهي، پوءِ تحقيق هدايت وارا ٿيندا ۽ جيڪڏهن منهن ڦيرين ته اهي نسوري

وَاِنْ تَوَلَّوْا فَاِنَّمَا هُمْ فِيْ شِقَاقٍ ۚ فَسَيَكْفِيْكَهُمُ اللّٰهُ ۚ وَهُوَ السَّمِيْعُ

ضد ۾ آهن [247]. سو (اي محبوب!) سگهو الله توکي انهن جي طرفان ڪفايت ڪندو ۽ اهوئي ٻڌندڙ (۽) ڄاڻندڙ آهي [248]

الْعَلِيْمُ ﴿۱۳۷﴾ صِبْغَةَ اللّٰهِ ۚ وَمَنْ اَحْسَنُ مِنَ اللّٰهِ صِبْغَةً ۫ وَّ

اسان پاڻ کي الله جي رنگ ۾ رڱيو آهي [249] سهڻو رنگ ڏيڻ ۾ الله کان وڌيڪ ڪير آهي ۽ اسان ان جي ئي پوڄا ڪندڙ آهيون.

نَحْنُ لَهٗ عٰبِدُوْنَ ﴿۱۳۸﴾ قُلْ اَتُحَآجُّوْنَنَا فِي اللّٰهِ وَهُوَ رَبُّنَا وَرَبُّكُمْ ۚ

تون فرمايو ڇا الله جي باري ۾ جهڳڙو ڪريو ٿا [250] حالانڪ اهو اسان جو مالڪ ۽ اوهان جو مالڪ آهي [251] اسان جا ڪم اسان لاءِ

وَلَنَآ اَعْمَالُنَا وَلَكُمْ اَعْمَالُكُمْ ۚ وَنَحْنُ لَهٗ مُخْلِصُوْنَ ﴿۱۳۹﴾ اَمْ

۽ اوهان جا ڪرتوت اوهان لاءِ آهن ۽ اسان فقط ان جا ئي آهيون . [252] بلڪ توهان هيئن چوندا آهيو

تَقُوْلُوْنَ اِنَّ اِبْرٰهٖمَ وَاِسْمٰعِيْلَ وَاِسْحٰقَ وَيَعْقُوْبَ وَ

ته ابراهيم ۽ اسماعيل ۽ اسحاق ۽ يعقوب ۽ انهن جا پٽ

الْاَسْبَاطَ كَانُوْا هُوْدًا اَوْ نَصٰرٰى ۭ قُلْ ءَاَنْتُمْ اَعْلَمُ اَمِ اللّٰهُ ۭ

يهودي يا نصارا هئا، اوهان فرمايو ته ڇا توهان کي علم وڌيڪ آهي [253] يا الله کي ۽ ان کان

وَمَنْ اَظْلَمُ مِمَّنْ كَتَمَ شَهَادَةً عِنْدَهٗ مِنَ اللّٰهِ ۭ وَمَا اللّٰهُ

وڌيڪ ظالم ٻيو ڪير آهي جيڪو اهڙي شاهدي لڪائي [254] جيڪا الله وٽان وٽس هجي ۽ الله اوهان جي ڪرتوتن کان

بِغَافِلٍ عَمَّا تَعْمَلُوْنَ ﴿۱۴۰﴾ تِلْكَ اُمَّةٌ قَدْ خَلَتْ ۚ لَهَا مَا كَسَبَتْ

بي خبر نه آهي . اهو هڪ گروه آهي جيڪو گذري چڪو؛ انهن لاءِ انهن جي ڪمائي

وَلَكُمْ مَّا كَسَبْتُمْ ۚ وَلَا تُسْـَٔـلُوْنَ عَمَّا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿۱۴۱﴾ ۧ

۽ اوهان لاءِ اوهان جي ڪمائي ۽ انهن جي ڪمن جي اوهان کان پڇا ڪا نه ٿيندي.

[247] ۽ انهن ۾ حق جي طلب ڪرڻ جو شائبو به نه آهي.

[248] هي الله جي طرف کان ذمو آهي ته اهو پنهنجي حبيب صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن کي غلبو عطا فرمائيندو ۽ ان ۾ غيب جي خبر آهي ته ايندڙ حاصل ٿيڻ واري فتح ۽ ڪاميابي جو اڳيئي اظهار فرمايائين. هن ۾ نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جو معجزو آهي ته الله تعالىٰ جو هي ذمو پورو ٿيو ۽ هي غيبي خبر سچي رهي. ڪافرن جي حسد ۽ دشمنيءَ ۽ انهن جي مڪرن کان حضور جن کي نقصان نه پهتو. حضور جن جي فتح ٿي. بني قريظه قتل ٿيا، بني نضير جلاوطن ڪيا ويا ۽ يهودين ۽ نصارن تي جزيه مقرر ٿيو.

[249] يعني جهڙي طرح رنگ ڪپڙي جي باطن ۾ اثر ڪري ٿو، اهڙي طرح الله جي دين جا سچا عقيدا اسان جي رڳن ۾ سمايا ويا . اسان جو ظاهر ۽ باطن ۽ قلب و قالب ان جي رنگ ۾ رڱجي ويو. اسان جو رنگ ظاهري رنگ نه آهي، جو ڪو به فائدو نه ڏئي، بلڪ هي نفس کي پاڪ ڪري ٿو. ظاهر ۾ ان جا نشان طور طريقن ۽ فعلن مان ظاهر ٿيندا آهن. نصارا جڏهن پنهنجي دين ۾ ڪنهن کي داخل ڪندا هئا يا انهن وٽ ڪو ٻار پيدا ٿيندو هو ته پاڻيءَ ۾ ڦڪو رنگ وجهي ان ۾ ان ٻار يا ان شخص کي غوطو ڏيندا هئا ۽ چوندا هئا ته هاڻي هي سچو نصراني ٿيو. ان جو هن آيت ۾ رد فرمايائين ته هي ظاهري رنگ ڪنهن ڪم جو نه آهي.

[250] شان نزول:- يهودين مسلمانن کي چيو اسان پهرين ڪتاب وارا آهيون اسان جو قبلو پراڻو آهي، اسان جو دين قديم آهي، نبي اسان مان ٿيا آهن، جيڪڏهن سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن نبي هجن ها ته اسان مان ئي هجن ها. ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي.

[251] ان کي اختيار آهي ته پنهنجن ٻانهن مان جنهن کي گهري نبي بڻائي. عرب مان هجي يا عجم مان.

[252] ڪنهن ٻي کي الله سان شريڪ نٿا ڪريون ۽ عبادت ۽ طاعت خالص انهيءَ جي لاءِ ڪريون ٿا. پوءِ اسان اڪرام جا حقدار آهيون.

[253] ان جو قطعي جواب اهوئي آهي ته الله ئي وڌيڪ ڄاڻندڙ آهي. پوءِ جڏهن انهيءَ فرمايو مَا كَانَ اِبْرَاهِيْمُ يَهُوْدِيًّا وَّلَا نَصْرَانِيًّا. پوءِ توهان جو هي قول باطل ٿيو.

ع ۱۶ / ۱۲ / ۱۶

[254] هي يهودين جو احوال آهي، جن الله جون شاهديون لڪايون جيڪي توريت ۾ ذڪر ٿيل هيون ته محمد صلى الله عليه وسلم جن سندن ئي نبي آهن ۽ ان جي هي نعت ۽ صفتون آهن ۽ حضرت ابراهيم مسلمان آهي ۽ مقبول دين اسلام آهي نه يهوديت نه نصرانيت.

سَيَقُوْلُ السُّفَهَآءُ مِنَ النَّاسِ مَا وَلّٰىهُمْ عَنْ قِبْلَتِهِمُ الَّتِيْ
هاڻ بيوقوف ماڻهو چوندا^٢٥٥ ته مسلمانن کي سندن انهي قبلي کان ، جنهن تي ها،^٢٥٦

كَانُوْا عَلَيْهَا ؕ قُلْ لِّلّٰهِ الْمَشْرِقُ وَالْمَغْرِبُ ؕ يَهْدِيْ مَنْ
ڪنهن ڦيريو. اوهان فرمايو ته اوڀر ۽ اولهه الله جوئي آهي^٢٥٧ جنهن کي وڻيس

يَّشَآءُ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ﴿۱۴۲﴾ وَكَذٰلِكَ جَعَلْنٰكُمْ اُمَّةً وَّسَطًا
سڌي رستي تي هلائي ٿو. ۽ ڳالهه اهائي آهي ته اسان توهان کي سيني امتن ۾ ڀلو ڪيو آهي،

لِّتَكُوْنُوْا شُهَدَآءَ عَلَى النَّاسِ وَيَكُوْنَ الرَّسُوْلُ عَلَيْكُمْ شَهِيْدًا ؕ
جيئن توهان (دنيا ۽ آخرت ۾) ماڻهن تي شاهد هجو،^٢٥٨ ۽ هي رسول اوهان جو نگهبان ۽ شاهد هجي^٢٥٩

وَمَا جَعَلْنَا الْقِبْلَةَ الَّتِيْ كُنْتَ عَلَيْهَاۤ اِلَّا لِنَعْلَمَ مَنْ يَّتَّبِعُ
۽ (اي محبوب!) پهريان توهان جنهن قبلي تي ها، اهو اسان هن کري مقرر ڪيو هو جو اسان ڏسون ته ڪير رسول جي پيروي ڪري ٿو

الرَّسُوْلَ مِمَّنْ يَّنْقَلِبُ عَلٰى عَقِبَيْهِ ؕ وَاِنْ كَانَتْ لَكَبِيْرَةً اِلَّا
۽ ڪير پوئين پير ڦري ٿو^٢٦٠ وڃي ۽ بيشڪ اهو ڳورو هو مگر انهن تي جن کي الله

عَلَى الَّذِيْنَ هَدَى اللّٰهُ ؕ وَمَا كَانَ اللّٰهُ لِيُضِيْعَ اِيْمَانَكُمْ ؕ اِنَّ
هدايت ڪئي ۽ الله جو اهو شان نه آهي جو اوهان جو ايمان ضايع ڪري،^٢٦١ بيشڪ الله

اللّٰهَ بِالنَّاسِ لَرَءُوْفٌ رَّحِيْمٌ ﴿۱۴۳﴾ قَدْ نَرٰى تَقَلُّبَ وَجْهِكَ فِي
انسانن تي نهايت مهربان (۽) ٻاجهارو آهي. اسان توهان جو آسمان ڏانهن ورورمنهن ڪرڻ ڏسي رهيا آهيون،^٢٦٢

السَّمَآءِ ۚ فَلَنُوَلِّيَنَّكَ قِبْلَةً تَرْضٰىهَا ۪ فَوَلِّ وَجْهَكَ شَطْرَ الْمَسْجِدِ
پوءِ جنهن قبلي ۾ توهان راضي هجو (اوڏانهن) ضرور اوهان کي ڦيرائينداسين. هاڻي تعظيم واري مسجد جي طرف پنهنجو منهن ڦيرايو

الْحَرَامِ ؕ وَحَيْثُ مَا كُنْتُمْ فَوَلُّوْا وُجُوْهَكُمْ شَطْرَهٗ ؕ وَاِنَّ الَّذِيْنَ
۽ (اي مسلمانو!) اوهان ڪٿي به هجو پنهنجا منهن اوڏانهن ڦيرايو^٢٦٣ ۽ اهي جن کي ڪتاب ڏنو

اُوْتُوا الْكِتٰبَ لَيَعْلَمُوْنَ اَنَّهُ الْحَقُّ مِنْ رَّبِّهِمْ ؕ وَمَا اللّٰهُ بِغَافِلٍ
ويو آهي ضرور ڄاڻن ٿا ته اهو (ڦيرائڻ) سندن پالڻهار جي طرفان حق آهي^٢٦٤ ۽ الله انهن جي ڪرتوتن کان بي خبر نه آهي.

عَمَّا يَعْمَلُوْنَ ﴿۱۴۴﴾ وَلَئِنْ اَتَيْتَ الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْكِتٰبَ بِكُلِّ اٰيَةٍ مَّا
۽ جيڪڏهن توهان انهن ڪتاب وارن وٽ هر (قسم جي) نشاني (معجزو) ڪٺي آڻيو ته به اهي توهان جي قبلي جي پيروي نه ڪندا^٢٦٥ ۽ نه

٢٥٥ شان نزول:- هيءَ آيت يهودين جي حق ۾ نازل ٿي، جڏهن بيت المقدس جي جاءِ تي ڪعبه معظمه کي قبلو بڻايو ويو. ان تي انهن طعنو هنيو ڇو ته هي انهن کي ناپسند هو ۽ نسخ جا قائل نه هئا. هڪ قول مطابق هيءَ آيت مڪي جي مشرڪن ۽ هڪ ٻئي قول مطابق منافقن جي حق ۾ نازل ٿي. هي به ٿي سگهي ٿو ته ان مان ڪافرن جا سمورا ٽولا مراد هجن، ڇو ته طعني ۽ ملامت ۾ سڀ شريڪ هئا ۽ ڪافرن جي طعني هڻڻ کان اڳ قرآن پاڪ ۾ ان جي خبر ڏيڻ غيبي خبرن مان آهي. طعني هڻڻ وارن کي بيوقوف هن ڪري چيو ويو ته اهي نهايت چٽي ڳالهه تي اعتراض وارا ٿيا، باوجود هن جي جو اڳين نبين سڳورن نبي آخرالزمان جي خصائص ۾ سندن لقب ذوالقبلتين ذڪر فرمايو ۽ قبلي جو تبديل ٿيڻ ان جو دليل آهي ته هي اهوئي نبي آهي جنهن جي اڳيان نبي خبر ڏيندا آيا، اهڙي روشن نشان مان فائدو نه وٺڻ ۽ اعتراض ڪرڻ بيوقوفي جي انتها آهي. ٢٥٦ قبلوان طرف کي چئون ٿا، جنهن ڏانهن ماڻهو نماز ۾ منهن ڪندو آهي. هتي قبلي مان بيت المقدس مراد آهي. ٢٥٧ ان کي اختيار آهي جنهن طرف کي گهري قبلو بڻائي، ڪنهن کي ڪهڙو اعتراض. ٻانهي جو ڪم فرمانبرداري آهي. ٢٥٨ دنيا ۽ آخرت ۾. مسئلو:- دنيا ۾ مسلمان جي شاهدي مؤمن ڪافر سڀ جي حق ۾ شرعًا معتبر آهي ۽ ڪافر جي شاهدي مسلمان تي معتبر نه آهي. مسئلو:- هن مان هي به معلوم ٿيو ته هن امت جو اجماع حجت لازم القبول آهي. مسئلو:- مُئلن جي حق ۾ به هن امت جي شاهدي معتبر آهي. رحمت ۽ عذاب جا ملائڪ ان جي مطابق ڪم ڪن ٿا. صحاح جي حديث ۾ آهي ته سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي اڳيان هڪ جنازو لنگهيو. صحابه ڪرامن جي تعريف ڪئي، حضور جن فرمايو واجب ٿي. وري ٻيو جنازو لنگهيو. صحابه ڪرامن جي برائي ڪئي، حضور جن فرمايو واجب ٿيو. حضرت عمر فاروق رضي الله عنه عرض ڪيو ته حضور سائين! ڪهڙي شيءِ واجب ٿي؟ فرمايائون پهرئين جنازي جي توهان تعريف ڪئي، ان جي لاءِ جنت واجب ٿي. ٻئي جي توهان برائي بيان ڪئي، ان لاءِ دوزخ واجب ٿيو. توهان زمين ۾ الله جا شاهد آهيو. پوءِ حضور جن اها آيت تلاوت فرمائي. مسئلو:- هي سڀ شاهديون امت جي صالحن ۽ سچارن سان خاص آهن ۽ انهن جي معتبر هجڻ جي لاءِ زبان جي نگهباني شرط آهي، جيڪي ماڻهو زبان جو احتياط نه ٿا ڪن ۽ شريعت جي خلاف اجايا ڪلما انهن جي زبان مان نڪرن ٿا ۽ ناحق لعنت ڪن ٿا، صحاح جي حديث ۾ آهي ته قيامت جي ڏينهن نه اهي شفاعت ڪندڙ هوندا نه شاهد. هن امت جي هڪ شاهدي هيءَ به آهي ته آخرت ۾ جڏهن سمورن اڳين ۽ پوين کي گڏ ڪيو ويندو ۽ ڪافرن کي فرمايو ويندو ته ڇا توهان ڏي منهنجي طرف کان ڊيڄارڻ ۽ احڪام پهچائڻ وارا نه آيا؟ ته اهي انڪار ڪندا ۽ چوندا ته ڪو به نه آيو. نبين سڳورن کان معلوم ڪيو ويندو: اهي عرض ڪندا ته اهي ڪوڙا آهن، اسان انهن کي تبليغ ڪئي. ان تي انهن کان حجت قائم ڪرڻ واسطي دليل طلب ڪيو ويندو: اهي عرض ڪندا ته امتِ محمديه اسان تي شاهد آهي. هيءَ امت پيغمبرن جي شاهدي ڏيندي ته انهن سڳورن تبليغ فرمائي. ان تي اڳين امت جا ڪافر چوندا ته انهن کي ڇا معلوم، هيءَ اسان کان پوءِ ٿيا هئا. معلوم ڪيو ويندو ته توهان ڪيئن ٿا ڄاڻو؟ هي عرض ڪندا ته اي اسان جا پالڻهار! تو اسان ڏي پنهنجي رسول مقبول محمد مصطفى صلى الله عليه وسلم جن کي موڪليو، قرآن پاڪ نازل فرمايو، ان جي ذريعي اسان قطعي ۽ يقيني طور تي ڄاڻون ٿا ته نبين سڳورن تبليغ جو فرض پوري طرح ادا ڪيو. پوءِ سيد الانبياء صلى الله عليه وسلم جن کان سندن امت جي نسبت معلوم فرمايو ويندو ۽ حضور جن انهن جي تصديق فرمائيندا. مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته مشهور شين ۾ شاهدي ڳالهه ٻڌڻ سان به معتبر آهي يعني جن شين جو علم يقيني ٻڌڻ سان حاصل ٿئي، ان تي به شاهدي ڏيئي سگهجي ٿي. ٢٥٩ امت کي رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جي اطلاع ذريعي امتن جو احوال ۽ نبين سڳورن جي تبليغ جو علم قطعي ۽ يقيني حاصل آهي ۽ رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن الله جي ڪرم ۽ نبوت جي نور سان هر شخص جي حال ۽ ان جي حقيقتِ ايمان، نيڪ ۽ بڇڙن ڪمن، اخلاص ۽ نفاق سڀني تي مطلع آهن. مسئلو:- انهي ڪري حضور جن جي شاهدي دنيا ۾ شريعت جي حڪم سان امت جي حق ۾ مقبول آهي. اهوئي سبب آهي ته حضور جن پنهنجي زماني ۾ موجود ماڻهن متعلق جيڪي ڪجهه فرمايو مثلاً صحابه، حرم پاڪن ۽ اهل بيت جا فضائل ۽ مناقب يا غائبن ۽ پوءِ وارن جي لاءِ، مثال حضرت اويس ۽ امام مهدي وغيره. ان تي اعتقاد رکڻ واجب آهي. مسئلو:- هر نبيءَ کي سندس امت جي عملن تي مطلع ڪيو ويندو آهي ته جيئن قيامت جي ڏينهن شاهدي ڏيئي سگهي. جڏهن ته اسان جي نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي شاهدي عام هوندي، ان ڪري حضور جن سيني امتن جي احوال تي مطلع آهن. فائدو:- هتي شهيد مطلع جي معنىٰ تي ٿي سگهي ٿو، ڇو ته شاهدي جو لفظ علم ۽ اطلاع جي معنىٰ ۾ به آيو آهي: قال الله تعالىٰ وَاللّٰهُ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ شَهِيْدٌ. ٢٦٠ سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن پهريائين ڪعبي جي طرف نماز پڙهندا هئا. هجرت کان پوءِ بيت المقدس جو حڪم ٿيو. سترهن مهينن جي لڳ ڀڳ ان طرف نماز پڙهيائون، وري ڪعبي شريف جي طرف منهن ڪرڻ جو حڪم ٿيو. ان تحويل جي هڪ هيءَ حڪمت ارشاد ٿي ته ان سان مؤمن ۽ ڪافر ۾ فرق ۽ امتياز ٿي ويندو، ائين ئي ٿيو. ٢٦١ شان نزول:- بيت المقدس جي طرف نماز پڙهڻ واري زماني ۾ جن صحابه ڪرام وفات ڪئي، تن جي

تَبِعُوْا قِبْلَتَكَ ۚ وَمَآ اَنْتَ بِتَابِعٍ قِبْلَتَهُمْ ۚ وَمَا بَعْضُهُمْ بِتَابِعٍ قِبْلَةَ

توهان انهن جي قبلي جي پيروي ڪريو ٢٦٦ ۽ اهي پاڻ ۾ هڪٻئي جي قبلي جي تابع نه آهن ٢٦٧ ۽ (اي ٻڌندڙ!

بَعْضٍ ۭ وَلَئِنِ اتَّبَعْتَ اَهْوَآءَهُمْ مِّنْۢ بَعْدِ مَا جَآءَكَ مِنَ الْعِلْمِ ۙ اِنَّكَ

ڪو ٻڌندڙ هجي) علم اچڻ کان پوءِ به جيڪڏهن تون انهن جي خواهشن تي هلندين ته ان وقت تون ضرور

اِذًا لَّمِنَ الظّٰلِمِيْنَ ۝١٤٥ اَلَّذِيْنَ اٰتَيْنٰهُمُ الْكِتٰبَ يَعْرِفُوْنَهٗ كَمَا يَعْرِفُوْنَ

ظالمن ۾ ٿي پوندين. جن کي اسان ڪتاب ڏنو ٢٦٨ اهي هن نبي کي ايئن سڃاڻيندا

اَبْنَآءَهُمْ ۭ وَاِنَّ فَرِيْقًا مِّنْهُمْ لَيَكْتُمُوْنَ الْحَقَّ وَهُمْ يَعْلَمُوْنَ ۝١٤٦

آهن جيئن انسان پنهنجن پٽن کي سڃاڻيندو آهي ٢٦٩ ۽ بيشڪ انهن مان هڪ ٽولو ڄاڻي واڻي حق لڪائي ٿو ٢٧٠

اَلْحَقُّ مِنْ رَّبِّكَ فَلَا تَكُوْنَنَّ مِنَ الْمُمْتَرِيْنَ ۝١٤٧ وَلِكُلٍّ وِّجْهَةٌ

(اي ٻڌندڙ!) هي تنهنجي پالڻهار جي طرفان حق آهي (يا حق اهو ئي آهي جيڪو تنهنجي رب کان هجي) سو خبردار تون شڪ نه ڪج. ۽ هر ڪنهن لاءِ منهن ڪرڻ جو

هُوَ مُوَلِّيْهَا فَاسْتَبِقُوا الْخَيْرٰتِ ۭ اَيْنَ مَا تَكُوْنُوْا يَاْتِ بِكُمُ اللّٰهُ

طرف آهي جيڪو ته انهن منهن ڪندو آهي، سو اهو ئي سڀ کان چڱاين ۾ ٻين کان اڳرائي ڪريو، اوهان ڪٿي به هجو الله اوهان سڀني کي گڏ ڪري آڻيندو ٢٧١

جَمِيْعًا ۭ اِنَّ اللّٰهَ عَلٰي كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ۝١٤٨ وَمِنْ حَيْثُ خَرَجْتَ

بيشڪ الله جيڪي وڻيس، ڪري سگهي ٿو ۽ جتان به اچو ٢٧٢

فَوَلِّ وَجْهَكَ شَطْرَ الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ ۭ وَاِنَّهٗ لَلْحَقُّ مِنْ رَّبِّكَ ۭ

ته پنهنجو منهن تعظيم واري مسجد جي طرف ڪريو ۽ اهو ضرور، توهان جي پالڻهار جي طرف کان حق آهي

وَمَا اللّٰهُ بِغَافِلٍ عَمَّا تَعْمَلُوْنَ ۝١٤٩ وَمِنْ حَيْثُ خَرَجْتَ فَوَلِّ

۽ الله اوهان جي ڪمن کان غافل نه آهي. ۽ (اي محبوب!) توهان جتان به اچو پنهنجو منهن

وَجْهَكَ شَطْرَ الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ ۭ وَحَيْثُ مَا كُنْتُمْ فَوَلُّوْا وُجُوْهَكُمْ

تعظيم واري مسجد جي طرف ڪريو ۽ اي مسلمانو! اوهان ڪٿي به هجو، پنهنجا منهن

شَطْرَهٗ ۙ لِئَلَّا يَكُوْنَ لِلنَّاسِ عَلَيْكُمْ حُجَّةٌ ڎ اِلَّا الَّذِيْنَ ظَلَمُوْا مِنْهُمْ ۤ

اُن جي ئي طرف ڪريو جيئن ماڻهن کي توهان تي حجت نه رهي ٢٧٣ مگر جيڪي انهن مان ناانصافي ڪن ٢٧٤

فَلَا تَخْشَوْهُمْ وَاخْشَوْنِيْ ۤ وَلِاُتِمَّ نِعْمَتِيْ عَلَيْكُمْ وَلَعَلَّكُمْ تَهْتَدُوْنَ ۝١٥٠

ته انهن کان نه ڊڄو ۽ مون کان ڊڄو ۽ هي ان لاءِ ته مان پنهنجي نعمت توهان تي پوري ڪريان ته ڪنهن طرح توهان هدايت لهو.

رشتيدارن قبلي جي تحويل کان پوءِ انهن جي نمازن جو حڪم معلوم ڪيو، ان تي هيءَ آيت نازل ٿي. ۽ اطمينان ڏياريو ويو ته انهن جون نمازون ضايع نه آهن. انهن تي ثواب ملندو. فائدو: نماز کي ايمان سان تعبير ڪيو ويو ڇو ته انجي ادائيگي ۽ جماعت سان پڙهڻ ايمان جو دليل آهي. ٢٦٢ شان نزول: سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن کي ڪعبي جو قبلو بڻجڻ دلي طور پسند هو ۽ حضور جن ان اميد ۾ آسمان ڏانهن نظر فرمائيندا هئا، ان تي هيءَ آيت نازل ٿي. پاڻ نماز ۾ ئي ڪعبي جي طرف ڦري ويا، مسلمانن به ساڻن گڏ انهيءَ طرف رخ ڪيو. مسئلو: هن مان معلوم ٿيو ته الله کي سندن رضا منظور آهي ۽ سندن لاءِ ئي ڪعبي کي قبلو بڻايو ويو. ٢٦٣ هن مان ثابت ٿيو ته نماز ۾ قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ فرض آهي. ٢٦٤ ڇو ته انهن جي ڪتابن ۾ حضور جن جي وصفن جي سلسلي ۾ هي به مذڪور هو ته پاڻ بيت المقدس کان ڪعبي ڏانهن ڦرندا ۽ انهن جي نبين خوشخبرين سان گڏ حضور جن جو هي نشان ٻڌايو هو ته پاڻ بيت المقدس ۽ ڪعبي ٻنهي قبلن جي طرف نماز پڙهندا ٢٦٥ ڇو ته نشاني ان کي نفعو ڏيندڙ آهي، جيڪو ڪنهن شبهي جي سبب منڪر ٿئي، هي ته حسد ۽ بغض کان انڪار ڪن ٿا، انهن کي ان مان ڪهڙو نفعو ٿيندو.

٢٦٦ معنيٰ هيءَ آهي ته هي قبلو منسوخ نه ٿيندو. پوءِ هاڻي ڪتاب وارن کي هيءَ لالچ نه رکڻ گهرجي ته توهان انهن مان ڪنهن جي قبلي جي طرف رخ ڪندؤ.

٢٦٧ هر هڪ جو قبلو جدا آهي، يهودي ته بيت المقدس جي صخره (پٿر) کي پنهنجو قبلو قرار ڏين ٿا ۽ نصاريٰ بيت المقدس جي ان اڀرندي جاءِ کي، جتان حضرت عيسيٰ جو روح ڦوڪڻ جو واقع ٿيو هو. (فتح العزيز).

٢٦٨ يعني يهودين ۽ نصارن جا عالم.

٢٦٩ مطلب هيءَ آهي ته اڳين ڪتابن ۾ نبي آخر الزمان حضور سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن جون وصفون اهڙيون واضح ۽ صاف بيان ڪيون ويون آهن، جن سان ڪتاب وارن عالمن کي حضور جن جي خاتم الانبياء هجڻ ۾ ڪجهه شڪ ۽ شبهو باقي نه ٿو رهي سگهي ۽ اهي حضور جن جي ان عالي منصب کي اتم يقين سان ڄاڻن ٿا. احبار يهودين مان عبدالله بن سلام اسلام سان مشرف ٿيو ته حضرت عمر رضي الله عنه ان کان معلوم ڪيو ته آيت يَعْرِفُوْنَهٗ ۾ جيڪا معرفت بيان ڪئي ويئي آهي، ان جو شان ڪهڙو آهي. ان فرمايو ته اي عمر! مون حضور صلي الله عليه وسلم جن کي ڏٺو ته بغير ڪنهن شبهي جي سڃاتي ورتو ۽ منهنجو حضور جن کي سڃاڻڻ پنهنجن پٽن جي سڃاڻڻ کان ڪيترا ڀيرا وڌيڪ ۽ اتم ۽ اڪمل آهي. حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو اهو ڪيئن؟ ان چيو ته مان شاهدي ڏيان ٿو ته حضور جن الله جي طرفان موڪليل رسول آهن. سندن وصفون الله تعاليٰ اسان جي ڪتاب توريت ۾ بيان فرمايون آهن. پٽن جي طرف اهڙو يقين ڪيئن هجي، عورتن جو حال اهڙو قطعي ڪهڙي طرح معلوم ٿي سگهي ٿو. حضرت عمر رضي الله عنه ان جو مٿو چميو. مسئلو: هن مان معلوم ٿيو ته شهوت جي جاين کان سواءِ ٻين موقعن تي ديني محبت سان پيشاني چمڻ جائز آهي. ٢٧٠ يعني توريت ۽ انجيل ۾ جيڪا حضور جن جي نعت ۽ صفت آهي. اهل ڪتاب جي عالمن جو هڪ ٽولو ان کي حسد ۽ بغض جي ڪري ڄاڻي واڻي ۽ ڏسي وائسي لڪائي ٿو. مسئلو: حق کي لڪائڻ معصيت ۽ گناهه آهي. ٢٧١ قيامت جي ڏينهن سڀني کي جمع فرمائيندو ۽ عملن جي سزا ڏيندو. ٢٧٢ يعني توڙي ڪنهن شهر مان سفر جي لاءِ نڪرو، نماز ۾ پنهنجو منهن مسجد حرام (ڪعبه) جي طرف ڪريو. ٢٧٣ ۽ ڪافرن کي هن طعني هڻڻ جو موقعو نه ملي ته انهن قريشن جي مخالفت ۾ حضرت ابراهيم ۽ اسماعيل عليهما السلام جو قبلو به ڇڏي ڏنو ۽ باوجود هن جي جو نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن انهن جي اولاد مان آهن ۽ سندن عظمت ۽ بزرگي مڃن به ٿا. ٢٧٤ ۽ بغض جي ڪري اجايو اعتراض ڪن.

كَمَآ اَرْسَلْنَا فِيْكُمْ رَسُوْلًا مِّنْكُمْ يَتْلُوْا عَلَيْكُمْ اٰيٰتِنَا وَيُزَكِّيْكُمْ

جيئن اسان توھان ۾ موڪليو ھڪ رسول توھان منجھان ٢٧٥ جيڪو توھان تي اسان جون آيتون پڙھي ٿو ۽ اوھان کي پاڪ ڪري ٿو ٢٧٦

وَيُعَلِّمُكُمُ الْكِتٰبَ وَالْحِكْمَةَ وَيُعَلِّمُكُمْ مَّا لَمْ تَكُوْنُوْا تَعْلَمُوْنَ ﴿١٥١﴾

۽ اوھان کي ڪتاب ۽ پختو علم سيکاري ٿو ٢٧٧ ۽ توھان کي اھا تعليم ڏئي ٿو جنھن جو توھان کي علم نه ھو.

فَاذْكُرُوْنِيْٓ اَذْكُرْكُمْ وَاشْكُرُوْا لِيْ وَلَا تَكْفُرُوْنِ ﴿١٥٢﴾ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ

سو اوھان مون کي ياد ڪريو ته مان اوھان جو چرچو ڪندس ٢٧٨ ۽ منھنجو حق مڃيو ۽ منھنجي ناشڪري نه ڪريو. اي ايمان وارؤ!

اٰمَنُوا اسْتَعِيْنُوْا بِالصَّبْرِ وَالصَّلٰوةِ ۭ اِنَّ اللّٰهَ مَعَ الصّٰبِرِيْنَ ﴿١٥٣﴾

صبر ۽ نماز کان مدد وٺو ٢٧٩ بيشڪ الله صبر وارن سان گڏ آھي.

وَلَا تَقُوْلُوْا لِمَنْ يُّقْتَلُ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ اَمْوَاتٌ ۭ بَلْ اَحْيَاۗءٌ

۽ جيڪي خدا جي وات ۾ ماريا وڃن، تن کي مئل نه چئو ٢٨٠ بيشڪ اھي جيئرا آھن

وَّلٰكِنْ لَّا تَشْعُرُوْنَ ﴿١٥٤﴾ وَلَنَبْلُوَنَّكُمْ بِشَيْءٍ مِّنَ الْخَوْفِ وَالْجُوْعِ

ھائو! اوھان کي خبر ناھي ٢٨١ ۽ ضرور اسان اوھان کي آزمائينداسون، ڪجھ ڊپ

وَنَقْصٍ مِّنَ الْاَمْوَالِ وَالْاَنْفُسِ وَالثَّمَرٰتِ ۭ وَبَشِّرِ

۽ بک سان ٢٨٢ ۽ ڪجھ مالن ۽ جانين ۽ ميون جي گھٽ ڪرڻ سان ٢٨٣ ۽

الصّٰبِرِيْنَ ﴿١٥٥﴾ الَّذِيْنَ اِذَآ اَصَابَتْهُمْ مُّصِيْبَةٌ ۙ قَالُوْٓا اِنَّا لِلّٰهِ

خوشخبري ٻُڌاءِ صبر وارن کي. جو جڏھن انھن تي ڪا مصيبت پوي ته چون اسان

وَاِنَّآ اِلَيْهِ رٰجِعُوْنَ ﴿١٥٦﴾ اُولٰۗىِٕكَ عَلَيْهِمْ صَلَوٰتٌ مِّنْ رَّبِّهِمْ وَ

الله جي ملڪ آھيون، ۽ اسان کي ان جي طرف موٽڻو آھي ٢٨٤ اھي ماڻھو آھن جن تي سندن پالڻھار طرفان درود

رَحْمَةٌ ۣ وَاُولٰۗىِٕكَ هُمُ الْمُهْتَدُوْنَ ﴿١٥٧﴾ اِنَّ الصَّفَا وَالْمَرْوَةَ مِنْ

۽ رحمتون آھن، ۽ اھي ئي سڌي واٽ تي آھن. بيشڪ صفا ۽ مروه ٢٨٥

شَعَاۗىِٕرِ اللّٰهِ ۚ فَمَنْ حَجَّ الْبَيْتَ اَوِ اعْتَمَرَ فَلَا جُنَاحَ

الله جي نشانين مان آھن ٢٨٦ پوءِ جيڪو اُن گھر جو حج يا عمرو ڪري، اُن تي گناه نه آھي

عَلَيْهِ اَنْ يَّطَّوَّفَ بِهِمَا ۭ وَمَنْ تَطَوَّعَ خَيْرًا ۙ فَاِنَّ اللّٰهَ

جو انھن ٻنھي جو طواف ڪري ٢٨٧ ۽ جيڪو پاڻھين چڱو ڪم ڪري ته الله نيڪي جو

---

٢٧٥ يعني سيد عالم صلى الله عليه وسلم. ٢٧٦ شرڪ جي پليتي ۽ گناھن کان. ٢٧٧ حڪمت مان مفسرن فقه مراد ورتي آھي. ٢٧٨ ذڪر ٽن قسمن جو ٿئي ٿو: ا۔ زباني، ٢۔ دلي، ٣۔ جوارح (پيشاني ۽ ٻين عضون) سان زباني ذڪر تسبيح، تقديس، ثنا وغيره بيان ڪرڻ آھي. خطبو، توبھ استغفار ۽ دعا وغيره ھن ۾ شامل آھن. دلي ذڪر الله جي نعمتن جو ياد ڪرڻ، ان جي عظمت، وڏائي ۽ ان جي قدرت تي دلين ۾ غور ڪرڻ ۽ عالمن جو مسئلا ڪڍڻ ۾ غور ڪرڻ به ان ۾ شامل آھي. بالجوارح ذڪر ھي آھي ته عضوا الله جي عبادت ۾ مشغول ھجن. جيئن حج جي لاءِ سفر ڪرڻ. ھي ذڪر بالجوارح ۾ داخل آھي. نماز ٽنھي قسمن جي ذڪر تي مشتمل آھي، تسبيح و تڪبير ۽ ثناء و قرأة زباني ذڪر آھي ۽ عاجزي، خضوع ۽ اخلاص دلي ذڪر ۽ قيام ڪرڻ رڪوع ۽ سجدو وغيره ذڪر بالجوارح آھي. حضرت ابن عباس رضي الله عنھما فرمايو: الله تعالى فرمائي ٿو ته توھان عبادت بجا آڻي مون کي ياد ڪريو، مان توھان کي پنھنجي امداد سان ياد ڪندس. صحيحين جي حديث آھي ته الله تعالى فرمائي ٿو ته جيڪڏھن ٻانھو مون کي اڪيلائي ۾ ياد ڪري ٿو ته مان به ان کي ايئن ئي ياد فرمايان ٿو ۽ جيڪڏھن اھو مون کي جماعت ۾ ياد ڪري ٿو ته مان ان کي ڀلي جماعت ۾ ياد ڪريان ٿو. قرآن ۽ حديث ۾ ذڪر جون تمام گھڻيون فضيلتون بيان ٿيل آھن ۽ اھي ھر قسم جي ذڪر تي مشتمل آھن: ٿاديان واري ذڪر تي به ۽ آھستي واري ذڪر تي به. ٢٧٩ حديث شريف ۾ آھي ته سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن کي جڏھن ڪو سخت ڪم پيش ايند و ھو ته نماز ۾ مشغول ٿي ويندا ھئا ۽ نماز کان حاجت گھرڻ ۾ باراني نماز ۽ نماز حاجت داخل آھي. ٢٨٠ شان نزول: ھيءَ آيت بدر جي شھيدن جي حق ۾ نازل ٿي، ماڻھو شھيدن جي حق ۾ چوندا ھئا ته فلاڻي جو انتقال ٿي ويو، اھو دنيوي آرام کان محروم ٿي ويو، انھن جي حق ۾ ھيءَ آيت نازل ٿي. ٢٨١ موت کان پوءِ ئي الله تعالى شھيدن کي زندگي عطا فرمائيندو آھي، انھن جي روحن تي رزق پيش ڪيا ويندا آھن، انھن کي آرام ڏنا ويندا آھن، انھن جا عمل جاري رھندا آھن، اجر ۽ ثواب وڌندا رھندا آھن. حديث شريف ۾ آھي ته شھيدن جا روح ساون پکين جي قالب ۾ جنت جو سير ڪندا آھن ۽ اتان جا ميوا ۽ نعمتون کائيندا آھن. مسئلو: الله تعالى جي فرمانبردار ٻانھن کي قبر ۾ جنتي نعمتون ملنديون آھن. شھيد اھو عاقل بالغ ۽ پاڪ مسلمان آھي جيڪو تکي ھٿيار سان ظلم سان ماريو ويو ھجي ۽ ان جي قتل سان مال به واجب نه ٿيو ھجي يا جنگ جي ميدان ۾ مئل يا زخمي لڌو وڃي ۽ ان ڪجھ آرام حاصل نه ڪيو. ان تي دنيا ۾ ھي احڪام آھن ته نه ان کي غسل ڏنو وڃي نه ڪفن، سندس جنازه نماز پڙھي ساڳين ڪپڙن ۾ دفن ڪيو وڃي. آخرت ۾ شھيد جو وڏو مرتبو آھي. ڪي شھيد اھي آھن جن تي دنيا جا اھي حڪم جاري نه ٿا ٿين پر آخرت ۾ انھن جي لاءِ شھادت جو درجو آھي. جيئن ٻُڏي يا سڙي يا پيٽ ھيٺان دٻجي مرڻ وارا ۽ طالب العلم، فرض حج جي سفر وارو، خدا جي وات ۾ مرڻ وارو ۽ نفاس ۾ مرڻ واري عورت ۽ پيٽ جي مرض، طاعون، پاسي جي سور ۽ ڦڦڙن جي بيماري ۾ ۽ جمعي جي ڏينھن مرڻ وارا وغيره. ٢٨٢ آزمائش مان فرمانبردار ۽ نافرمان جي حال جو ظاھر ڪرڻ مراد آھي. ٢٨٣ امام شافعي رحمة الله عليه ھن آيت جي تفسير ۾ فرمايو ته خوف مان الله جو ڊپ، بک مان رمضان جا روزا، مالن جي ڪميءَ مان زڪوٰة ۽ صدقا ڏيڻ، جانين جي ڪميءَ مان مرضن جي ذريعي موت ٿيڻ، ميون جي ڪميءَ مان اولاد جو موت مراد آھي، ان ڪري ته اولاد دل جو ميوو ٿيندو آھي. حديث شريف ۾ آھي ته حضرت محمد مصطفى صلى الله عليه وسلم جن فرمايو ته جڏھن ڪنھن ٻانھي جو ٻار مرندو آھي ته الله تعالى ملائڪن کي فرمائيندو آھي ته توھان منھنجي ٻانھي جي ٻار جو روح قبض ڪيو ۽ اھي عرض ڪندا آھن ھائو اي رب! پوءِ فرمائيندو آھي توھان ان جي دل جو ميوو کسي ورتو ۽ عرض ڪندا آھن ھائو اي رب! فرمائيندو آھي اُن تي منھنجي ٻانھي ڇا چيو، عرض ڪندا آھن، ان تنھنجي حمد ڪئي ۽ اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيْهِ رٰجِعُوْنَ پڙھيو. فرمائيندو آھي ان جي لاءِ جنت ۾ جاءِ ناھيو ان جو نالو بيت الحمد رکو. حڪمت: مصيبت جي پيش اچڻ کان اڳ خبر ڏيڻ ۾ ڪيتريون حڪمتون آھن: ھڪ ھيءَ جو ان سان ماڻھو کي مصيبت جي وقت صبر آسان ٿي ويندو آھي ۽ ٻيو ھي ته ڪافرن کي ڏسي ته مسلمان ڏک ۽ تڪليف جي وقت صابر ۽ شاڪر ۽ استقلال سان پنھنجي دين تي قائم رھي ٿو ته انھن کي دين جي خوبي معلوم ٿئي ٿي ۽ ان جي طرف رغبت ٿئي ٿي. ٽيون ھي ته اچڻ واري مصيبت کان اطلاع جو واقع ٿيڻ غيبي خبر ۽ نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جو معجزو آھي. ھڪ حڪمت ھيءَ ته منافق جا پير مبتلا ٿيڻ جي خبر ڪا ڪري وڃن ۽ مومن ۽ منافق ۾ امتياز ٿي وڃي. ٢٨٤ حديث شريف ۾ آھي ته مصيبت جي وقت اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيْهِ رٰجِعُوْنَ پڙھڻ الله جي رحمت جو سبب ٿئي ٿو. ھي به حديث شريف ۾ آھي ته مومن جي تڪليف کي الله تعالى گناه جو ڪفارو بڻائي ٿو. ٢٨٥ صفا ۽ مروه مڪه مڪرمه جا ٻه جبل آھن، جيڪي ڪعبه معظمه جي سامھون اوڀر طرف واقع آھن. مروه اتر جي طرف مائل ۽ صفا ڏکڻ جي طرف جبل ابي قبيس جي پاسي ۾ آھي. حضرت ھاجره ۽ حضرت اسماعيل عليه السلام انھن ٻنھي جبلن جي ويجھو ان جاءِ تي، جتي آب زمزم جو کوھ آھي، الله جي حڪم سان رھائش اختيار ڪئي. ان وقت ھيءَ جاءِ پٿريلو بيابان ھو، نه ڪا ساوڪ

شَاكِرٌ عَلِيمٌ ﴿١٥٨﴾ إِنَّ الَّذِينَ يَكْتُمُونَ مَا أَنْزَلْنَا مِنَ الْبَيِّنَاتِ

بدلو ڏيندڙ ۽ ڄاڻ وارو آهي. بيشڪ اهي جيڪي اسان جي لاٿل پڌرين ڳالهين ۽ هدايت کي

وَالْهُدَىٰ مِنْ بَعْدِ مَا بَيَّنَّاهُ لِلنَّاسِ فِي الْكِتَابِ ۙ أُولَٰئِكَ

لڪائين ٿا ٢٨٨ان کان پوءِ جو ماڻهن لاءِ اسان ڪتاب ۾ واضح ڪري ڇڏيو ته انهن تي

يَلْعَنُهُمُ اللَّهُ وَيَلْعَنُهُمُ اللَّاعِنُونَ ﴿١٥٩﴾ إِلَّا الَّذِينَ تَابُوا وَ

الله جي لعنت آهي ۽ لعنت ڪندڙن جي لعنت آهي ٢٨٩ مگر جيڪي توبه ڪن ۽ پاڻ کي سڌارين

أَصْلَحُوا وَبَيَّنُوا فَأُولَٰئِكَ أَتُوبُ عَلَيْهِمْ ۚ وَأَنَا التَّوَّابُ

۽ ظاهر ڪن ته پوءِ مان انهن جي توبه قبول ڪندس ۽ آءٌ ئي وڏو توبه قبول فرمائيندڙ ۽ ٻاجهارو آهيان. بيشڪ

الرَّحِيمُ ﴿١٦٠﴾ إِنَّ الَّذِينَ كَفَرُوا وَمَاتُوا وَهُمْ كُفَّارٌ أُولَٰئِكَ عَلَيْهِمْ

اهي جن ڪفر ڪيو ۽ ڪافر ئي مئا، انهن تي لعنت آهي، الله

لَعْنَةُ اللَّهِ وَالْمَلَائِكَةِ وَالنَّاسِ أَجْمَعِينَ ﴿١٦١﴾ خَالِدِينَ فِيهَا ۖ

۽ ملائڪن ۽ مڙني ماڻهن جي ٢٩٠ هميشه رهندا ان ۾ نه انهن کان

لَا يُخَفَّفُ عَنْهُمُ الْعَذَابُ وَلَا هُمْ يُنْظَرُونَ ﴿١٦٢﴾ وَإِلَٰهُكُمْ

عذاب هلڪو ٿيندو، ۽ نه ڪين مهلت ڏني ويندي. ۽ توهان جو معبود هڪڙو معبود آهي ٢٩١

إِلَٰهٌ وَاحِدٌ ۖ لَا إِلَٰهَ إِلَّا هُوَ الرَّحْمَٰنُ الرَّحِيمُ ﴿١٦٣﴾ إِنَّ فِي خَلْقِ

ان کان سواءِ ڪو به معبود نه آهي مگر اهو وڏو نهايت مهربان ٻاجهارو آهي. بيشڪ آسمانن ٢٩٢ ۽ زمين

السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ وَاخْتِلَافِ اللَّيْلِ وَالنَّهَارِ وَالْفُلْكِ

جي پيدائش ۽ رات ڏينهن جو بدلجي اچڻ ۽ ٻيڙي جيڪا درياءَ ۾

الَّتِي تَجْرِي فِي الْبَحْرِ بِمَا يَنْفَعُ النَّاسَ وَمَا أَنْزَلَ اللَّهُ مِنَ السَّمَاءِ

ماڻهن کي فائدي ڏيڻ لاءِ هلندي آهي ۽ هي ته الله آسمان مان پاڻي لاهي

مِنْ مَاءٍ فَأَحْيَا بِهِ الْأَرْضَ بَعْدَ مَوْتِهَا وَبَثَّ فِيهَا مِنْ كُلِّ

مُئل زمين کي ان سان جياريو ۽ زمين ۾ هر قسم جا جانور پکيڙيائين

دَابَّةٍ وَتَصْرِيفِ الرِّيَاحِ وَالسَّحَابِ الْمُسَخَّرِ بَيْنَ السَّمَاءِ وَالْأَرْضِ

۽ هوائن جي گردش، ۽ اهو ڪڪر جيڪو آسمان ۽ زمين جي وچ ۾

هئي، نه پاڻي ۽ نه وڻ ٽڻ، نه ڪا ٻي کاڌي پيتي جي شيءِ هئي. ان هوندي به انهن صبر ڪيو، حضرت اسماعيل عليه السلام پيا رهيا، اُڃ جي ڪري جڏهن سندس جان خطري ۾ پئجي ويئي ته حضرت هاجره بي بي صفا جبل تي تشريف وٺي ويئي، اتي پاڻي نه لڌائين، پوءِ لهي ڪري هيٺاهين زمين جي ميدان ۾ ڊوڙندي مروه تي پهتي، اهڙيءَ طرح ست ڀيرا ائين ٿيو، جيئن ته انهن جون ٻئي تڪليفون ڪٿي ۽ الله تعاليٰ اِنَّ اللّٰهَ مَعَ الصّٰبِرِيْنَ جو جلوو هن طرح ظاهر فرمايو ته غيب مان هڪ چشمو زم زم ظاهر ڪيائين ۽ انهن جي صبر ۽ اخلاص جي برڪت جي ڪري انهن جي تابعداري ۾ انهن ٻنهي جبلن جي وچ ۾ ڊوڙندڙن کي مقبولِ بارگاه ڪيائين ۽ انهن ٻنهي کي دعا جي قبول ٿيڻ جي جاءِ بڻايائين. ٢٨٦ شعائر الله مان دين جا اعلام يعني نشانيون مراد آهن، تو ڙي اهي جايون هجن جيئن ته ڪعبه، عرفات، مزدلفه، ٽي جمرا، صفا، مروه، مِنيٰ، مساجد يا زمانا جيئن رمضان، حرمت وارا مهينا، عيد الفطر، عيد الاضحيٰ، جمعه، تشريق جا ڏينهن يا ٻيون نشانيون، جيئن آذان، تڪبير، جماعت سان نماز، جمعي جي نماز، عيدن جي نماز طهر، اهي سمورا دين جون نشانيون آهن. ٢٨٧ شانِ نزول:- جاهليت جي زماني ۾ صفا ۽ مروه تي ٻه بُت رکيل هئا. صفا تي جيڪو بُت رکيل هو ان جو نالو اساف ۽ جيڪو مروه تي هو ان جو نالو نائله هو. ڪافر جڏهن صفا ۽ مروه جي وچ ۾ سعي ڪندا هئا ته انهن بتن تي تعظيمًا هٿ گهمائيندا هئا. اسلام جي زماني ۾ بُت ڀڳا ويا پر جڏهن ته ڪافر اِتي مشرڪانه فعل ڪندا هئا ان ڪري مسلمانن کي صفا ۽ مروه جي وچ ۾ سعي ڪرڻ ڏکيو ٿيو ته ان ۾ ڪافرن جي فعل سان ڪجهه مشابهت آهي. هن آيت ۾ انهن جي اطمينان لاءِ فرمايو ويو ته جڏهن توهان جي نيت خالص الله جي عبادت جي آهي، توهان کي مشابهت جو انديشو نه هجي ۽ جهڙيءَ طرح ڪعبي جي اندر جاهليت جي زماني ۾ ڪافرن بت رکيا هئا ۽ هاڻي اسلام جي زماني ۾ بُت ختم ڪيا ويا ۽ ڪعبي شريف جو طواف درست رهيو ۽ دين جي نشانن مان رهيو، اهڙيءَ طرح ڪافرن جي بُت پرستيءَ سان صفا ۽ مروه جي دين جي نشانن هئڻ ۾ ڪجهه فرق نه آيو. مسئلو:- سعي (صفا ۽ مروه جي وچ ۾ ڊوڙڻ) واجب آهي حديث مان ثابت آهي. سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن ان تي هميشگي فرمائي، ان جي ڇڏڻ سان رت ڏيڻ يعني قرباني واجب ٿئي ٿي. مسئلو:- صفا ۽ مروه جي وچ ۾ سعي حج ۽ عمره ٻنهي ۾ لازم آهي، فرق هيءُ آهي ته حج جي اندر عرفات ۾ وڃڻ ۽ اتان ڪعبي جي طواف لاءِ اچڻ شرط آهي ۽ عمره جي لاءِ عرفات ۾ وڃڻ شرط نه آهي. مسئلو:- عمري ڪرڻ وارو جيڪڏهن مڪي کان ٻاهران اچي ته ان کي سڌو سنئون مڪه مڪرمه ۾ اچي طواف ڪرڻ گهرجي ۽ جيڪڏهن



مڪي جو رهاڪو آهي ته ان کي گهرجي ته حرم کان ٻاهر وڃي، اتان ڪعبي جي طواف لاءِ احرام ٻڌي اچي. حج ۽ عمره ۾ هڪ فرق هي به آهي ته حج سال ۾ هڪ دفعو ٿي سگهي ٿو، ڇو ته عرفات ۾ عرفه جي ڏينهن يعني نائين ذوالحج جو وڃڻ، جيڪو حج ۾ شرط آهي؛ سال ۾ هڪ ئي ڀيرو ممڪن آهي ۽ عمره هر ڏينهن ٿي سگهي ٿو، ان جي لاءِ ڪو وقت مقرر نه آهي. ٢٨٨ هيءَ آيت يهودين جي عالمن جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪي ٻنهي جهانن جي سردار صلى الله عليه وسلم جن جي نعت شريف ۽ رجم جي آيت ۽ توريت جي ٻين حڪمن کي لڪائيندا هئا. مسئلو:- دين جي علمن جو ظاهر ڪرڻ فرض آهي. ٢٨٩ لعنت ڪرڻ وارن مان ملائڪ ۽ مؤمن مراد آهن. هڪ قول هيءُ آهي ته الله جا سمورا ٻانها مراد آهن. ٢٩٠ مؤمن ته ڪافرن تي لعنت ڪندا، ڪافر به قيامت جي ڏينهن هڪ ٻئي تي لعنت ڪندا. مسئلو:- هن آيت ۾ انهن تي لعنت نه رهائي وئي، جيڪي ڪفر تي مئا. هن مان معلوم ٿيو ته جنهن جو موت ڪفر تي معلوم هجي، ان تي لعنت ڪرڻ جائز آهي. مسئلو:- گنهگار مسلمان تي تعيين سان لعنت ڪرڻ جائز نه آهي پر اطلاق تي جائز آهي، جيئن ته حديث شريف ۾ چور ۽ وياج خور وغيره تي لعنت آئي آهي. ٢٩١ شانِ نزول:- ڪافرن سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن کي چيو ته توهان پنهنجي پالڻهار جو شان ۽ صفت بيان فرمايو. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي. انهن کي ٻڌايو ويو ته معبود صرف هڪ آهي، اهو ورهائجي ڪونه ٿو، نه ان جو ڪو مثال آهي نه شبيه، الوهيت ۽ ربوبيت ۾ ڪو به ان جو شريڪ نه آهي، اهو اڪيلو آهي پنهنجي فعلن ۾، مصنوعات کي اڪيلي اُن ئي ٺاهيو، اهو پنهنجي ذات ۾ اڪيلو آهي. ڪو به ان جو حصيدار نه آهي. پنهنجي صفتن ۾ اڪيلو آهي، ڪو به ان جو مشابهه نه آهي. ابو داؤد ۽ ترمذيءَ جي حديث ۾ آهي ته الله تعاليٰ جو اسم اعظم انهن ٻن آيتن ۾ آهي، هڪ هيءَ آيت وَاِلٰهُكُمْ ۽ ٻي الٓمّٓ اللّٰهُ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ آيت. ٢٩٢ ڪعبي معظم جي چوگرد مشرڪن جا ٽي سؤ سٺ بُت هئا، جن کي اهي معبود ڪري مڃيندا هئا. انهن کي هيءَ ٻڌي وڏي حيرت ٿي ته معبود صرف هڪ ئي آهي، ان کان سواءِ ڪو به معبود نه آهي. ان ڪري انهن حضور سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن کان اهڙي آيت طلب ڪئي، جنهن سان وحدانيت تي دليل صحيح هجي. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ انهن کي هي ٻڌايو ويو ته آسمان ۽ ان جي بلندي ۽ ان جو بغير ٿنڀي ۽ تعلق جي قائم رهڻ ۽ جو ڪجهه ان ۾ نظر اچي ٿو، سج، چنڊ، تارا وغيره

لَاٰيٰتٍ لِّقَوْمٍ يَّعْقِلُوْنَ ﴿۱۶۴﴾ وَمِنَ النَّاسِ مَنْ يَّتَّخِذُ مِنْ دُوْنِ

حڪم جو فرمانبردار ٿيل آهي انهن سڀني ۾ عقلمندن جي لاءِ ضرور نشانيون آهن ۽ ڪي ماڻهو الله کان سواءِ ٻيا معبود ٺاهيندا آهن

اللّٰهِ اَنْدَادًا يُّحِبُّوْنَهُمْ كَحُبِّ اللّٰهِ ؕ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اَشَدُّ حُبًّا

جو انهن کي الله وانگر محبوب رکندا آهن ۽ ايمان وارن کي الله جي برابر ڪنهن جي محبت

لِّلّٰهِ ؕ وَلَوْ يَرَى الَّذِيْنَ ظَلَمُوْٓا اِذْ يَرَوْنَ الْعَذَابَ ۙ اَنَّ الْقُوَّةَ

نه آهي ۽ (ڪيئن ٿئي) جيڪڏهن ڏسن ظالم اهو وقت جڏهن عذاب انهن جي اکين جي آڏو ايندو، ته

لِلّٰهِ جَمِيْعًا ۙ وَّاَنَّ اللّٰهَ شَدِيْدُ الْعَذَابِ ﴿۱۶۵﴾ اِذْ تَبَرَّاَ الَّذِيْنَ

پوري طاقت خدا کي آهي ۽ هن کري ته الله جو عذاب نهايت سخت آهي. جڏهن بيزار ٿيندا اڳواڻ

اتُّبِعُوْا مِنَ الَّذِيْنَ اتَّبَعُوْا وَرَاَوُا الْعَذَابَ وَتَقَطَّعَتْ بِهِمُ

پنهنجن پيروڪارن کان ٢٩٣ ۽ عذاب ڏسندا ۽ انهن سڀني جا رشتا ڪٽجي

الْاَسْبَابُ ﴿۱۶۶﴾ وَقَالَ الَّذِيْنَ اتَّبَعُوْا لَوْ اَنَّ لَنَا كَرَّةً فَنَتَبَرَّاَ

ويندا، ٢٩٤ ۽ پيروڪار چوندا ته جيڪر اسان کي موٽڻو هجي ها (دنيا ۾) ته اسان انهن کان ڇنوٽن ها

مِنْهُمْ كَمَا تَبَرَّءُوْا مِنَّا ؕ كَذٰلِكَ يُرِيْهِمُ اللّٰهُ اَعْمَالَهُمْ حَسَرٰتٍ

جيئن انهن اسان کان ڇڳي آهي، اهڙيءَ طرح ئي الله انهن کي سندن ڪم مٿن حسرتون بڻائي

عَلَيْهِمْ ؕ وَمَا هُمْ بِخٰرِجِيْنَ مِنَ النَّارِ ﴿۱۶۷﴾ يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ كُلُوْا

ڏيکاريندو ٢٩٥ ۽ اهي دوزخ کان نڪرڻ وارا نه آهن. اي انسانؤ کائو

مِمَّا فِى الْاَرْضِ حَلٰلًا طَيِّبًا ۖ وَّلَا تَتَّبِعُوْا خُطُوٰتِ الشَّيْطٰنِ ؕ

جيڪي زمين ۾ ٢٩٦ حلال پاڪ آهن ۽ شيطان جي پيرن تي نه هلو

اِنَّهٗ لَكُمْ عَدُوٌّ مُّبِيْنٌ ﴿۱۶۸﴾ اِنَّمَا يَاْمُرُكُمْ بِالسُّوْٓءِ وَالْفَحْشَآءِ وَ

بيشڪ اهو اوهان جو کليو کلايو دشمن آهي. اهو ته اوهان کي بڇڙائي ۽ بي حيائي جو ئي حڪم ڏيندو ۽

اَنْ تَقُوْلُوْا عَلَى اللّٰهِ مَا لَا تَعْلَمُوْنَ ﴿۱۶۹﴾ وَاِذَا قِيْلَ لَهُمُ اتَّبِعُوْا

هي ته اوهان الله تي اهڙي ڳالهه ناهيو جنهن جي اوهان کي خبر نه آهي. ۽ جڏهن انهن کي چيو وڃي ته الله

مَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ قَالُوْا بَلْ نَتَّبِعُ مَآ اَلْفَيْنَا عَلَيْهِ اٰبَآءَنَا ؕ اَوَلَوْ

جي لاٿل تي هلو ٢٩٧ ته چون بلڪ اسان ته انهيءَ تي هلنداسين جنهن تي پنهنجن ابن ڏاڏن کي ڏٺوسين ڇا جيتوڻيڪ

منزل ١

اهي سمورا ۽ زمين ۽ ان جي ديگهه ۽ پائڻ تي وڇائجڻ ۽ پهاڙ، دريا، چشما موتين جون کاڻيون ۽ ساوڪ ميوا ۽ رات ڏينهن جو اچڻ وڃڻ، گهٽجڻ وڌڻ، ٻيڙيون ۽ انهن جو هلڻ باوجود گهڻي وزن ۽ بوجهه جي پاڻيءَ تي رهڻ ۽ ماڻهن جو ان ۾ سوار ٿي دريائن جا عجائب ڏسڻ ۽ واپارن ۾ انهن کان بار کڻڻ جو ڪم وٺڻ ۽ برسات ۽ ان سان سڪل ۽ ڪومايل ٿي وڃڻ کان پوءِ زمين جو سرسبز ۽ آباد ڪرڻ ۽ تازي زندگي عطا ڪرڻ ۽ زمين کي قسمين قسمين جانورن سان ڀرڻ، جن ۾ بي شمار عجائبات حڪمت سمايل آهن، اهڙيءَ طرح هوائن جي گردش ۽ انهن جون خاصيتون ۽ هوا جا عجائبات ۽ ڪڪر ۽ ان جو ايتري گهڻي پاڻي سان آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ لٽڪيل رهڻ هي اٺ قسم آهن، جيڪي قادر مختار جي علم ۽ حڪمت ۽ ان جي وحدانيت تي مضبوط دليل آهن ۽ انهن جي دلالت وحدانيت تي گهڻن سببن کان آهي. اجمالي بيان هيءُ آهي ته هي سڀ ڪم ممڪن آهن ۽ انهن جو وجود گهڻن مختلف طريقن سان ممڪن هو، مگر اهي مخصوص شان سان وجود ۾ آيا هي دلالت ڪري ٿو ته ضرور انهن جو ٺاهيندڙ آهي قادر ۽ حڪيم، جيڪو حڪمت ۽ مشيت جي اقتضا سان جيڪو گهري ٿو، ناهي ٿو. ڪنهن کي دخل ۽ اعتراض جي طاقت نه آهي. اهو معبود باليقين واحد ۽ اڪيلو آهي ڇو ته ان سان گڏ ڪو ٻيو معبود به فرض ڪيو وڃي ته ان کي به انهن مقدورات تي قادر مڃڻو پوندو: هاڻي ٻن حالن کان خالي نه آهي يا ته ايجاد ۽ تاثير ۾ ٻئي متفق الاراده هوندا يا نه هوندا. جيڪڏهن هجن ته هڪ ئي شيءِ جي وجود ۾ ٻن مؤثرن جو تاثير ڪرڻ لازم ايندو ۽ هي مشڪل آهي ڇو ته هي مستلزم آهي. معلول جي ٻنهي طرفن کان بي پرواهه هجڻ کي ۽ ٻنهي جي طرف محتاج هجڻ کي. ڇو ته علت جڏهن مستقله هجي ته پوءِ معلول صرف انهيءَ ڏانهن محتاج ٿيندو آهي، ٻئي جي طرف محتاج نه ٿيندو آهي ۽ ٻنهي کي علت مستقله فرض ڪيو ويو آهي ته پوءِ لازم ٿيندو ته معلول ٻنهي مان هر هڪ جي طرف محتاج هجي ۽ هر هڪ کان بي پرواهه هجي ته پوءِ نقيضين گڏ ٿي ويا ۽ هي محال آهي ۽ جيڪڏهن هي فرض ڪريو ته تاثير انهن مان هڪ جو هجي ته پوءِ ترجيح بغير مرجح جي لازم ٿيندي ۽ ٻئي جو عاجز هجڻ لازم ٿيندو، جيڪو الله هجڻ جو منافي آهي ۽ جيڪڏهن هي فرض ڪريو ته ٻنهي جا ارادا مختلف ٿين ٿا ته پوءِ تمانع ۽ تطارد لازم ايندو يعني هڪ ڪنهن شيءِ جي وجود جو ارادو ڪري ۽ ٻيو انهيءَ حال ۾ ان جي نه هجڻ جو ته پوءِ اها شيءِ هڪ ئي حال ۾ موجود ۽ معدوم ٻئي هونديون يا ٻئي نه هونديون، هي ٻئي تقديرون باطل آهن ته پوءِ ضروري آهي ته يا موجود ٿي هوندي يا معدوم ۽ هڪ ئي ڳالهه هوندي. جيڪڏهن موجود ٿي ته پوءِ عدم جو چاهيندڙ عاجز ٿيو الله نه رهيو ۽ جيڪڏهن معدوم ٿي ته پوءِ وجود جو ارادي ڪرڻ وارو مجبور رهيو ته الله نه رهيو. تنهن ڪري ثابت ٿي ويو ته الله هڪ ئي ٿي سگهي ٿو ۽ هي سڀ قسم گهڻن سببن سان ان جي توحيد تي دلالت ڪن ٿا.



٢٩٣ هيءُ قيامت جي ڏينهن جو بيان آهي. جڏهن مشرڪ ۽ انهن جا اڳواڻ؛ جن انهن کي ڪفر جي ترغيب ڏني هئي هڪ جاءِ تي گڏ ٿيندا ۽ عذاب نازل ٿيندو ڏسي هڪ ٻئي کان بيزار ٿي ويندا. ٢٩٤ يعني اهي سمورا تعلقات جيڪي دنيا اندر انهن جي وچ ۾ هئا. خواه اهي دوستيون هجن يا مائٽيون يا هڪ ٻئي سان موافقت جا عهد. ٢٩٥ يعني الله تعالى انهن جا بُرا اعمال انهن جي سامهون ڪندو ته انهن کي نهايت حسرت ٿيندي، ته انهن هي ڪم ڇو ڪيا هئا. هڪ قول هي آهي ته انهن کي جنت جا مقامات ڏيکاري چيو ويندو، جيڪڏهن توهان به الله تعالى جي فرمانبرداري ڪريو ها ته پوءِ هي توهان جي لاءِ هجن ها. پوءِ اهي جايون ۽ منزلون مؤمنن کي ڏنيون وينديون، هي ڏسي انهن کي حسرت ۽ پريشاني ٿيندي. ٢٩٦ هيءَ آيت انهن شخص جي حق ۾ نازل ٿي، جن وڏي ڏاند وغيره کي حرام قرار ڏنو هو، هن مان معلوم ٿيو ته الله تعالى جي حلال فرمايل شين کي حرام قرار ڏيڻ ان جي رزاقيت سان بغاوت آهي. مسلم شريف جي حديث ۾ آهي ته الله تعالى فرمائي ٿو، جيڪو مال مون پنهنجن ٻانهن کي عطا فرمايان ٿو اهو انهن جي لاءِ حلال آهي ۽ انهيءَ ۾ آهي ته مون پنهنجن ٻانهن کي باطل کان بي تعلق پيدا فرمايو پوءِ انهن وٽ شيطان آيا انهن دين کان ڦيرايو ۽ جيڪو مون انهن لاءِ حلال ڪيو هو، ان کي حرام ڪيائون. هڪ ٻي حديث ۾ آهي ته حضرت ابن عباس رضي الله عنه فرمايو ته مان هيءَ آيت سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي سامهون تلاوت ڪئي ته حضرت سعد بن ابي وقاص اٿي بيهي عرض ڪيو، يارسول الله! دعا فرمايو ته الله تعالى مون کي مستجاب الدعوة ڪري. حضور جن فرمايو اي سعد! پنهنجي خوراڪ پاڪ ڪريو ته مستجاب الدعوة ٿي ويندؤ. اُن ذات پاڪ جو قسم جنهن جي قدرت جي هٿ ۾ محمد (صلى الله عليه وسلم) جي جان آهي، ماڻهو پنهنجي پيٽ ۾ حرام جو لقمو وجهي ٿو ته چاليهن ڏينهن تائين مقبوليت کان محروم رهي ٿو. (تفسير ابن ڪثير). ٢٩٧ توحيد ۽ قرآن تي ايمان آڻيو ۽ پاڪ شين کي حلال ڄاڻو، جن کي الله تعالى حلال ڪيو.

كَانَ اٰبَآؤُهُمْ لَا يَعْقِلُوْنَ شَيْئًا وَّلَا يَهْتَدُوْنَ ﴿١٧٠﴾ وَمَثَلُ

سندن ابا ڏاڏا نه ڪو عقل رکندا هجن ۽ نه هدايت ٢٩٨ه. ۽ ڪافرن جو مثال

الَّذِيْنَ كَفَرُوْا كَمَثَلِ الَّذِيْ يَنْعِقُ بِمَا لَا يَسْمَعُ اِلَّا دُعَآءً وَّ

ان جهڙو آهي، جيڪو اهڙي کي سڏي، جيڪو خالي دانهن ۽ سڏ کان سواءِ ڪجهه نه ٻڌي ٢٩٩ه

نِدَآءً ؕ صُمٌّۢ بُكْمٌ عُمْیٌ فَهُمْ لَا يَعْقِلُوْنَ ﴿١٧١﴾ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا

ٻوڙا، گونگا انڌا آهن، تنهنڪري اهي سا ڃاڻ نه ٿا رکن ٣٠٠ه اي ايمان وارؤ! کائو

كُلُوْا مِنْ طَيِّبٰتِ مَا رَزَقْنٰكُمْ وَاشْكُرُوْا لِلّٰهِ اِنْ كُنْتُمْ اِيَّاهُ

اسان جون ڏنل پاڪ شيون ۽ الله جو احسان مڃو، جيڪڏهن اوهان ان جي ئي پوڄا ڪريو ٿا. ٣٠١ه

تَعْبُدُوْنَ ﴿١٧٢﴾ اِنَّمَا حَرَّمَ عَلَيْكُمُ الْمَيْتَةَ وَالدَّمَ وَلَحْمَ الْخِنْزِيْرِ

اُن اهي ئي اوهان تي حرام ڪيا آهن مُئل ٣٠٢ه ۽ رت ٣٠٣ه ۽ سوئر جو گوشت ٣٠٤ه ۽ اهو جانور جيڪو

وَمَآ اُهِلَّ بِهٖ لِغَيْرِ اللّٰهِ ۚ فَمَنِ اضْطُرَّ غَيْرَ بَاغٍ وَّلَا عَادٍ فَلَآ اِثْمَ

غيرخدا جو نالو وٺي ذبح ڪيو ويو ٣٠٥ه پوءِ جيڪو لاچار ٿئي ٣٠٦ه نه هيئن جو خواهش ٿا کائي ۽ نه هيئن جو ضرورت کان اڳي وڌي

عَلَيْهِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿١٧٣﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ يَكْتُمُوْنَ مَآ اَنْزَلَ

ته ان تي گناه نه آهي، بيشڪ الله بخشڻهار ۽ ٻاجهارو آهي. جيڪي الله جو لاٿل ڪتاب لڪائين ٣٠٧ه ٿا

اللّٰهُ مِنَ الْكِتٰبِ وَيَشْتَرُوْنَ بِهٖ ثَمَنًا قَلِيْلًا ۙ اُولٰٓئِكَ مَا يَاْكُلُوْنَ

۽ انهيءَ جي بدلي خسيس ملهه وٺن ٿا ٣٠٨ه اهي پنهنجي پيٽ ۾ باهه ڀرين ٿا

فِيْ بُطُوْنِهِمْ اِلَّا النَّارَ وَلَا يُكَلِّمُهُمُ اللّٰهُ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ وَلَا يُزَكِّيْهِمْ ۚ

٣٠٩ه ۽ الله انهن سان قيامت جي ڏينهن نه ڳالهائيندو ۽ نه کين پاڪ ڪندو

وَلَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿١٧٤﴾ اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ اشْتَرَوُا الضَّلٰلَةَ بِالْهُدٰى

۽ انهن لاءِ درد ناڪ عذاب آهي. اُهي ماڻهو آهن، جن هدايت جي عيوض گمراهي

وَالْعَذَابَ بِالْمَغْفِرَةِ ۚ فَمَآ اَصْبَرَهُمْ عَلَى النَّارِ ﴿١٧٥﴾ ذٰلِكَ بِاَنَّ

۽ بخشش جي عيوض عذاب خريد ڪيو، سو انهن کي ڪيتري قدر باهه جي برداشت جي سگهه آهي. هي انهيءَ ڪري

اللّٰهَ نَزَّلَ الْكِتٰبَ بِالْحَقِّ ؕ وَاِنَّ الَّذِيْنَ اخْتَلَفُوْا فِي الْكِتٰبِ

ته الله حق سان ڪتاب لاٿو ۽ بيشڪ جيڪي ماڻهو ڪتاب ۾ اختلاف وجهڻ لڳا ٣١٠ه

٢٩٨ه جڏهن پيءُ ڏاڏا دين جي ڪمن کي نه سمجهندا هجن ۽ سنئين وات اُتي نه هجن ته انهن جي پيروي ڪرڻ بيوقوفي ۽ گمراهي آهي. ٢٩٩ه يعني جهڙيءَ طرح جانور ڌنار جو صرف آواز ئي ٻڌندا آهن، ڪلام جي معنىٰ نه سمجهندا آهن، اهوئي حال انهن ڪافرن جو آهي، جي رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي صدا ٻڌندا آهن، پر ان جي معنىٰ دل نشين ڪري ارشاد جي فيض مان فائدو حاصل نه ڪندا آهن. ٣٠٠ه هي ان لاءِ ته هي سچي ڳالهه ٻڌي نفعي وارا نه ٿيا. سچو ڪلام انهن جي زبان تي جاري نه ٿيو. نصيحتن مان انهن فائدو حاصل نه ڪيو. ٣٠١ه مسئلو:- هن آيت مان معلوم ٿيو ته الله تعالىٰ جي نعمتن تي شڪر واجب آهي. ٣٠٢ه جيڪو حلال جانور ذبح ڪرڻ کان سواءِ مري وڃي يا ان کي شريعت جي طريقي جي خلاف ماريو ويو هجي، مثلاً ڦاهو ڏيئي، لٺ، پٿر، غليل، گوليءَ سان ماري هلاڪ ڪيو ويو يا اهو ڪري مري ويو هجي يا ڪنهن جانور سڱ سان ماريو هجي يا ڪنهن ڦاڙيندڙ هلاڪ ڪيو هجي ان کي مُئل چوندا آهن ۽ انهيءَ جي حڪم ۾ داخل آهي، جيڏي جانور جو اهو عضو وجيڪو ڪٽيو ويو هجي. مسئلو:- مُئل جانور جو کائڻ حرام آهي، مگر ان جو رڱيل چمڙو ڪم ۾ آڻڻ ۽ ان جي وارن، سڱن، هڏن، پوڇين حصي ۽ ڪُرن مان فائدو وٺڻ جائز آهي (تفسير احمدي). ٣٠٣ه مسئلو:- هر جانور جي رت حرام آهي. بشرطيڪ وهندڙ هجي. ٻيءَ آيت ۾ فرمايائين اَوْ دَمًا مَّسْفُوْحًا. ٣٠٤ه مسئلو: خنزير (سوئر) نجس العين آهي، اُن جو گوشت، کل، وار ۽ نهن وغيره سڀ جزا پليت ۽ حرام آهن. ڪنهن کي ڪم ۾ آڻڻ جائز نه آهي جڏهن ته ان کان کائڻ جو بيان ئي رهيو آهي. ان ڪري هتي گوشت جي ذڪر تي اڪتفا فرمايو ويو. ٣٠٥ه مسئلو:- جنهن جانور تي ذبح جي وقت غيرالله جو نالو ورتو وڃي توڙي اڪيلو يا الله جي نالي سان گڏ عطف سان ملائي ڪري اهو حرام آهي. مسئلو:- جيڪڏهن الله جي نالي سان گڏ ٻئي جو نالو بغير عطف جي ملايو ويو ته مڪروه آهي. مسئلو:- جيڪڏهن ذبح صرف الله جي نالي تي ڪيائين ۽ ان کان اڳ يا پوءِ غير جو نالو ورتائين. مثال طور هي چيائين ته عقيقي جو ٻڪر وليمي جو دنبو يا جنهن جي طرف کان اهو ذبيحه آهي انهيءَ جو نالو ورتائين يا جن ولين جي لاءِ ايصال ثواب منظور آهي، انهن جو نالو ورتائين ته هي جائز آهي، ان ۾ ڪو حرج نه آهي (تفسير احمدي). ٣٠٦ه مضطر اهو آهي جيڪو حرام شيءِ جي کائڻ تي مجبور هجي، ان کي نه کائڻ سان جان جو خوف هجي توڙي سخت بک جي سبب مرڻ وڃڻ جو ڀو هجي ۽ ڪا حلال شيءِ هٿ نه اچي يا ڪو شخص حرام کائڻ تي ڏاڍ ڪندڙ هجي ۽ ان کان جان جو خوف هجي. اهڙي حالت ۾ جان بچائڻ خاطر حرام شيءِ مان ضرورت آهر کائڻ جائز آهي يعني ايترو کائجي جو هلاڪت جو خوف نه رهي. ٣٠٧ه شان نزول:- يهودين جا عالم ۽ سردار جيڪي اميد رکندا هئا ته حضور نبي آخرالزمان صلى الله عليه وسلم جن انهن مان مبعوث ٿيندا. پر جڏهن انهن ڏٺو ته سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن ٻيءَ قوم مان مبعوث فرمايا ويا آهن ته انهن کي هيءُ خوف ٿيو ته ماڻهو توريت ۽ انجيل ۾ حضور اڪرم جو نالو اوصاف ڏسي سندن فرمانبرداريءَ جي طرف جهڪي پوندا ۽ اسان جا نذرانا، هديا، تحفا وغيره سڀ بند ٿي ويندا ۽ حڪومت هلي ويندي. ان خيال کان کين حسد پيدا ٿيو ۽ توريت ۽ انجيل ۾ جيڪا حضور جن جي نعت ۽ صفت هئي ۽ سندن نبوت جي وقت جو بيان هو، ان کي انهن لڪايو. اُن تي هيءَ آيت نازل ٿي. مسئلو:- لڪائڻ هي به آهي ته ڪتاب جي مضمون تي ڪنهن کي مطلع ٿيڻ نه ڏنو وڃي. نه اهو ڪنهن کي پڙهي ٻڌايو وڃي، نه ڏيکاريو وڃي ۽ هيءُ به لڪائڻ آهي ته غلط تأويلون ڪري معنىٰ تبديل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي. ٣٠٨ه يعني دنيا جي گهٽ نفعي خاطر حق کي لڪائين ٿا. ٣٠٩ه جو هي رشوتون ۽ هي حرام مال حيڪو حق لڪائڻ جي عيوض انهن حاصل ڪيو آهي، انهن کي جهنم جي باهه ۾ پهچائيندو. ٣١٠ه شان نزول:- هيءَ آيت يهودين جي حق ۾ نازل ٿي جن توريت ۾ اختلاف ڪيو، ڪن اُن کي حق چيو ۽ ڪن باطل. ڪن غلط تأويلون ڪيون ته ڪن وري تحريفون. هڪ قول هي آهي ته هيءَ آيت مشرڪن جي حق ۾ نازل ٿي. هن صورت ۾ ڪتاب مان قرآن مراد آهي ۽ انهن جو اختلاف هيءُ آهي ته ڪي انهن مان اُن کي شعر چون ٿا، ڪي جادو ۽ ڪي جادوگريءَ جو ٿا.

لَفِیْ شِقَاقٍۭ بَعِیْدٍ ﴿۱۷۶﴾ لَیْسَ الْبِرَّ اَنْ تُوَلُّوْا وُجُوْهَكُمْ قِبَلَ

اهي ضرور پري ڊاهين درجي جا جهيڙاڪ آهن. اصل چڱائي ڪا هيءَ نه آهي جو اوهان پنهنجا منهن اوڀر يا

الْمَشْرِقِ وَ الْمَغْرِبِ وَ لٰكِنَّ الْبِرَّ مَنْ اٰمَنَ بِاللّٰهِ وَ الْیَوْمِ الْاٰخِرِ

اولهه جي طرف ڪريو ۳۱۱ هائو! اصل چڱائي هيءَ آهي ته ايمان آڻي الله ۽

وَ الْمَلٰٓىِٕكَةِ وَ الْكِتٰبِ وَ النَّبِیّٖنَ ۚ وَ اٰتَى الْمَالَ عَلٰى حُبِّهٖ ذَوِی

قيامت ۽ ملائڪن ۽ ڪتاب ۽ نبين تي ۳۱۲ ۽ پنهنجو پيارو مال الله جي محبت ۾

الْقُرْبٰى وَ الْیَتٰمٰى وَ الْمَسٰكِیْنَ وَ ابْنَ السَّبِیْلِ ۙ وَ السَّآىِٕلِیْنَ وَ

قريبن ۽ يتيمن ۽ مسڪينن ۽ مسافرن ۽ سوال ڪندڙن کي ۽

فِی الرِّقَابِ ۚ وَ اَقَامَ الصَّلٰوةَ وَ اٰتَى الزَّكٰوةَ ۚ وَ الْمُوْفُوْنَ بِعَهْدِهِمْ

ٻانها آزاد ڪرائڻ ۾ ۳۱۳ ۽ نماز قائم رکي ۽ زڪوٰة ڏئي ۽ پنهنجا قول پاڙڻ وارا

اِذَا عٰهَدُوْا ۚ وَ الصّٰبِرِیْنَ فِی الْبَاْسَآءِ وَ الضَّرَّآءِ وَ حِیْنَ الْبَاْسِ ؕ

جڏهن واعدو ڪن ۽ مصيبت ۽ سختيءَ ۾ ۽ جهاد جي وقت صبر ڪرڻ وارا

اُولٰٓىِٕكَ الَّذِیْنَ صَدَقُوْا ؕ وَ اُولٰٓىِٕكَ هُمُ الْمُتَّقُوْنَ ﴿۱۷۷﴾ یٰۤاَیُّهَا الَّذِیْنَ

اهي آهن جن پنهنجي ڳالهه سچي ڪئي ۽ اهي ئي پرهيزگار آهن. اي ايمان وارؤ!

اٰمَنُوْا كُتِبَ عَلَیْكُمُ الْقِصَاصُ فِی الْقَتْلٰى ؕ اَلْحُرُّ بِالْحُرِّ وَ الْعَبْدُ

توهان تي فرض آهي ۳۱۴ ته جيڪي ناحق ماريا وڃن، تن جي خون جو بدلو وٺو ۳۱۵ آزاد جي بدلي آزاد ۽ غلام

بِالْعَبْدِ وَ الْاُنْثٰى بِالْاُنْثٰى ؕ فَمَنْ عُفِیَ لَهٗ مِنْ اَخِیْهِ شَیْءٌ

جي بدلي غلام ۽ عورت جي بدلي عورت ۳۱۶ جنهن کي سندس ڀاءُ جي طرفان ڪجهه معافي ڏني وڃي ته

فَاتِّبَاعٌۢ بِالْمَعْرُوْفِ وَ اَدَآءٌ اِلَیْهِ بِاِحْسَانٍ ؕ ذٰلِكَ تَخْفِیْفٌ

۳۱۷ ته چڱي نموني سان گهُرڪجي ۽ ڏيڻ پڻ سهڻي نموني سان هجي. هي توهان جي پالڻهار طرفان

مِّنْ رَّبِّكُمْ وَ رَحْمَةٌ ؕ فَمَنِ اعْتَدٰى بَعْدَ ذٰلِكَ فَلَهٗ عَذَابٌ

توهان جو بوجهه هلڪو ڪرڻ ۽ رحمت آهي تنهن ڪري ان کان بعد جيڪو زيادتي ڪندو ۳۱۸ ان لاءِ دردناڪ

اَلِیْمٌ ﴿۱۷۸﴾ وَ لَكُمْ فِی الْقِصَاصِ حَیٰوةٌ یّٰۤاُولِی الْاَلْبَابِ لَعَلَّكُمْ

عذاب آهي. اي عقلمندؤ! خون جي بدلي وٺڻ ۾ توهان جي زندگي آهي ۳۱۹ من اوهان

۳۱۱ شان نزول:- هيءَ آيت يهودين ۽ نصارن جي حق ۾ نازل ٿي جو ته يهودين بيت المقدس جي اوڀرکي ۽ نصارن ان جي اولهه کي قبلو ٺاهيو هو ۽ هر ٽولي جو گمان هو ته صرف ان قبلي جي طرف منهن ڪرڻ ڪافي آهي. هن آيت ۾ انهن جو رد فرمايو ويو ته بيت المقدس جو قبلو هجڻ منسوخ ٿي ويو. (مدارڪ) مفسرن جو هڪ قول هيءَ به آهي ته هي خطاب ڪتاب وارن ۽ مؤمنن سڀني کي عام آهي ۽ معنىٰ هيءَ آهي ته صرف قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ اصل نيڪي نه آهي جيستائين ڪه عقيدا درست نه ٿين ۽ دل اخلاص سان قبلي جي رب جي طرف متوجهه نه هجي. ۳۱۲ هن آيت ۾ نيڪيءَ جا ڇهه طريقا ارشاد فرمايا ٿين. ١:- ايمان آڻڻ، ٢:- مال ڏيڻ، ٣:- نماز قائم ڪرڻ، ٤:- زڪوٰة ڏيڻ، ٥:- وعدو پورو ڪرڻ، ٦:- صبر ڪرڻ. ايمان جو تفصيل هي آهي هڪ الله تي ايمان آڻي جو اهو زنده، قيوم، ڄاڻندڙ، حڪمت وارو، ڏسندڙ، ٻڌندڙ، بي پرواهه، قدرت وارو، ازلي، ابدي، واحد لاشريڪ له آهي. ٻيو قيامت تي ايمان آڻي جو اهو حق آهي، ان ۾ ٻانهن جو حساب ٿيندو ۽ عملن جي جزا ڏني ويندي. مقبول ٻانها شفاعت ڪندا، سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن نيڪ بختن کي حوض ڪوثر تي ڏاول فرمائيندا، پلصراط تان گذر ٿيندو ۽ ان ڏينهن جا سمورا احوال، جيڪي قرآن ۾ آيا ۽ سيد الانبياء جن بيان فرمايا، سڀ حق آهن. ٽيون ملائڪن تي ايمان آڻي، جو اهي الله جي مخلوق ۽ فرمانبردار ٻانها آهن. نه مرد آهن نه عورتون. انهن جو تعداد الله ڄاڻي ٿو. انهن مان چار وڏيڪ مقرب آهن، جبرئيل، ميڪائيل، اسرافيل ۽ عزرائيل عليهم السلام. چوٿون الله جي ڪتابن تي ايمان آڻي ته جيڪي ڪتاب الله تعالىٰ نازل فرمايا حق آهن. انهن ۾ چار وڏا ڪتاب آهن. ١:- توريت جيڪو حضرت موسىٰ تي، ٢:- انجيل جيڪو حضرت عيسىٰ تي، ٣:- زبور جيڪو حضرت داؤد تي ۽ ٤:- قرآن نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن تي نازل ٿيو ۽ پنجاهه صحيفا حضرت شيث تي، ٽيهه حضرت ادريس تي، ڏهه حضرت آدم تي ۽ ڏهه حضرت ابراهيم تي نازل ٿيا عليهم الصلوٰة والسلام. پنجون سمورن نبين تي ايمان آڻي جو اهي سڀ الله جا موڪليل آهن ۽ معصوم يعني گناهن کان پاڪ آهن. انهن جو صحيح تعداد الله ڄاڻي ٿو. انهن مان ٽي سؤ تيرهن رسول آهن. نَبِیّٖنَ جمع مذڪر سالم جي صيغي سان ذڪر فرمائڻ اشارو ڪري ٿو ته نبي مرد هوندا آهن. ڪا عورت ڪڏهن به نبي نه ٿي آهي جيئن وَمَاۤ اَرْسَلْنٰكَ مِنْ قَبْلِكَ اِلَّا رِجَالًا آيت مان ثابت آهي. ايمان مجمل هي آهي اٰمَنْتُ بِاللّٰهِ وَبِجَمِیْعِ مَا جَآءَ بِهِ النَّبِیُّ (صلى الله عليه وسلم). يعني مون الله تي ايمان آندو ۽ انهن سڀني ڪمن تي جيڪي سرور الانبياء صلى الله عليه وسلم جن الله وٽان آندا. (تفسير احمدي). ۳۱۳ ايمان کان پوءِ اعمال منزل ١ جو ۽ ان سلسلي ۾ مال ڏيڻ جو بيان فرمايائين. ان جا ڇهه حقدار ڪيا ٿين. ڪنڌ ڇڏائڻ مان غلامن جو آزاد ڪرڻ مراد آهي. هي سڀ مستحب طور تي مال ڏيڻ جو بيان هو. مسئلو:- هن آيت مان معلوم ٿئي ٿو ته تندرستيءَ جي حالت ۾ صدقو ڏيڻ زياده اجر رکي ٿو به نسبت ان جي، جو مرڻ وقت زندگيءَ کان مايوس ٿي ڏئي (ڪذا في حديث عن ابي هريرة). مسئلو:- حديث شريف ۾ آهي ته رشتيدارن کي صدقي ڏيڻ ۾ ٻه ثواب آهن. هڪ صدقي جو، ٻيو مائٽي ڳنڍڻ جو. (نسائي شريف). ۳۱۴ شان نزول:- هيءَ آيت اوس ۽ خزرج جي باري ۾ نازل ٿي. انهن مان هڪ قبيلو ٻئي کان، قوت، تعداد، مال ۽ شرف ۾ زياده هو. ان قسم کنيو هو ته اهو پنهنجي غلام جي بدلي ٻئي قبيلي جي آزاد کي ۽ عورت جي بدلي مرد کي ۽ هڪ جي بدلي ٻن کي قتل ڪندو. جاهليت جي زماني ۾ ماڻهوءَ ان قسم جي ظلم جا عادي هئا. اسلام جي زماني ۾ اهو معاملو سيد الانبياء صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ پيش ٿيو پوءِ هيءَ آيت نازل ٿي ۽ عدل ۽ برابريءَ جو حڪم ڏنو ويو ۽ ان تي اهي ماڻهو راضي ٿيا. قرآن ڪريم ۾ قصاص جو مسئلو ڪيترن آيتن ۾ بيان ٿيو آهي. هن آيت ۾ قصاص ۽ معاف ڪرڻ ٻنهي جا مسئلا آهن ۽ الله تعالىٰ جي ان احسان جو بيان آهي جو هن پنهنجن ٻانهن کي قصاص ۽ معافي ۾ اختيار وارو ڪيو، قصاص وٺن يا معاف ڪن. آيت جي منڍ ۾ قصاص جي واجب هجڻ جو بيان آهي. ۳۱۵ هن مان هر ڄاڻي واڻي قتل ڪندڙ تي قصاص جو واجب هجڻ ثابت ٿئي ٿو، توڙي ان آزاد کي قتل ڪيو هجي يا غلام کي، مسلمان کي يا ڪافر کي، مرد کي يا عورت کي، ڇو ته قَتْلٰی، جيڪو قتيل جو جمع آهي، اهو سڀني تي مشتمل آهي، مگر شرعي دليل جنهن کي خاص ڪري، اهو مخصوص ٿي ويندو. (احڪام القرآن). ۳۱۶ هن آيت ۾ ٻڌايو ويو ته جيڪو قتل ڪندو، اهو قتل ڪيو ويندو، توڙي آزاد هجي يا غلام، مرد هجي يا عورت، ۽ جاهلن جو هي طريقو ظلم آهي جيڪو انهن ۾ رائج هو. آزادن ۾ لڙائي هوندي هئي ته اهي هڪ جي بدلي ٻن کي قتل ڪندا هئا، غلامن ۾ هوندي هئي ته غلام جي جاءِ تي آزاد کي ماريندا هئا. عورتن ۾ هوندي هئي ته عورت جي بدلي مرد کي قتل ڪندا هئا ۽ صرف قاتل جي قتل تي اڪتفا نه ڪندا هئا، ان کي منع فرمايو ويو. ۳۱۷ معنىٰ هيءَ آهي ته جنهن قاتل کي مقتول جو وارث ڪجهه معاف ڪري ۽ ان جي ذمي مال لازم ڪيو وڃي ته ان تي مقتول جا وارث گهُر ڪرڻ ۾ نيڪ روش اختيار ڪن ۽ قاتل خون جي بها چڱي نموني سان ادا ڪري، هن ۾ مال تي صلح

تَتَّقُوْنَ ﴿١٧٩﴾ كُتِبَ عَلَيْكُمْ اِذَا حَضَرَ اَحَدَكُمُ الْمَوْتُ اِنْ تَرَكَ

بچي وڃو. اوهان تي فرض آهي جوجڏهن اوهان مان ڪنهن تي موت اچي، جيڪڏهن ڪجهه مال

خَيْرًا ۖۚ الْوَصِيَّةُ لِلْوَالِدَيْنِ وَالْاَقْرَبِيْنَ بِالْمَعْرُوْفِ ۚ حَقًّا عَلَى

ڇڏي ته پنهنجي ماءُ پيءُ ۽ مائٽن لاءِ دستور موافق وصيت ڪري وڃي ٣٢٠

الْمُتَّقِيْنَ ﴿١٨٠﴾ فَمَنْ بَدَّلَهٗ بَعْدَ مَا سَمِعَهٗ فَاِنَّمَآ اِثْمُهٗ عَلَى

اهو پرهيزگارن تي واجب آهي. پوءِ جيڪو وصيت بدلي ڪري ڦيرائيندو ٣٢١ ته ان جو گناهه

الَّذِيْنَ يُبَدِّلُوْنَهٗ ۗ اِنَّ اللّٰهَ سَمِيْعٌ عَلِيْمٌ ﴿١٨١﴾ فَمَنْ خَافَ مِنْ

انهن ڦيرائيندڙن تي آهي ٣٢٢ بيشڪ الله ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي. پوءِ جنهن کي انديشو ٿيو

مُّوْصٍ جَنَفًا اَوْ اِثْمًا فَاَصْلَحَ بَيْنَهُمْ فَلَآ اِثْمَ عَلَيْهِ ۗ اِنَّ

ته وصيت ڪندڙ ڪجهه بي انصافي يا گناهه ڪيو آهي، پوءِ ان انهن جي وچ ۾ صلح ڪرايو ته مٿس ڪو ڏوهه ڪونه آهي ٣٢٣

اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿١٨٢﴾ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا كُتِبَ عَلَيْكُمُ الصِّيَامُ

بيشڪ الله بخشڻهار ٻاجهارو آهي. اي ايمان وارؤ! ٣٢٤ اوهان تي روزا فرض

كَمَا كُتِبَ عَلَى الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِكُمْ لَعَلَّكُمْ تَتَّقُوْنَ ﴿١٨٣﴾ اَيَّامًا

ڪيا ويا آهن، جيئن اوهان کان اڳين تي فرض ڪيا ويا هئا، مَن اوهان پرهيزگار ٿيو ٣٢٥

مَّعْدُوْدٰتٍ ۗ فَمَنْ كَانَ مِنْكُمْ مَّرِيْضًا اَوْ عَلٰى سَفَرٍ فَعِدَّةٌ

ڳڻيل ڪجهه ڏينهن آهن ٣٢٦ سو اوهان مان جيڪو بيمار يا سفر ۾ هجي ٣٢٧

مِّنْ اَيَّامٍ اُخَرَ ۗ وَعَلَى الَّذِيْنَ يُطِيْقُوْنَهٗ فِدْيَةٌ طَعَامُ مِسْكِيْنٍ ۗ

ته اوترا روزا ٻين ڏينهن ۾ رکي ۽ جن کي روزو رکڻ جي طاقت نه هجي، اهي هڪ مسڪين جو کاڌو فديو ڏين

فَمَنْ تَطَوَّعَ خَيْرًا فَهُوَ خَيْرٌ لَّهٗ ۗ وَاَنْ تَصُوْمُوْا خَيْرٌ لَّكُمْ اِنْ

٣٢٨ پوءِ جيڪو پاڻ وڌيڪ نيڪي ڪري ٣٢٩ ته اهو ان لاءِ ڀلو آهي، جيڪڏهن توهان ڄاڻو ته روزو رکڻ

كُنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ﴿١٨٤﴾ شَهْرُ رَمَضَانَ الَّذِيْٓ اُنْزِلَ فِيْهِ الْقُرْاٰنُ

اوهان لاءِ وڌيڪ ڀلو آهي. ٣٣٠ رمضان جو مهينو جنهن ۾ قرآن لٿو

هُدًى لِّلنَّاسِ وَبَيِّنٰتٍ مِّنَ الْهُدٰى وَالْفُرْقَانِ ۚ فَمَنْ

٣٣١ ماڻهن جي لاءِ هدايت آهي رهنمائي ۽ فيصلي جون چٽيون ڳالهيون آهن سو توهان

جو بيان آهي (تفسير احمدي). مسئلو:- مقتول جي وارث کي اختيار آهي ته قاتل کي بي عيوض معاف ڪري يا مال تي صلح ڪري. جيڪڏهن اهو ان تي راضي نه ٿئي ۽ قصاص گهري ته پوءِ قصاص ئي فرض رهندو (جمل). مسئلو:- جيڪڏهن مقتول جا سمورا وارث قصاص معاف ڪري ڇڏين ته پوءِ قاتل تي ڪجهه به لازم نه رهندو. مسئلو:- جيڪڏهن مال تي صلح ڪن ته پوءِ قصاص ساقط ٿي ويندو ۽ مال واجب ٿي ويندو (تفسير احمدي). مسئلو:- مقتول جي وارث کي قاتل جو ڀاءُ فرمائڻ ۾ دلالت هن تي آهي ته قتل جيتوڻيڪ گناهه آهي مگر ان سان ايماني ڀائپي قطع نه ٿي ٿئي. هن ۾ خارجين جو رد ڪيو ويو آهي جيڪي گناهه ڪبيره جي مرتڪب کي ڪافر چوندا آهن. ٣١٨ يعني جاهليت جي بدستور غير قاتل کي قتل ڪري يا ڏنڊ قبول ڪرڻ ۽ معاف ڪرڻ کان پوءِ قتل ڪري. ٣١٩ جو ته قصاص مقرر ٿيڻ سان ماڻهو قتل کان پري رهندا ۽ جانيون بچنديون. ٣٢٠ يعني شريعت جي دستور مطابق عدل ڪري ۽ ٽئين حصي مال کان زياده جي وصيت نه ڪري ۽ محتاجن تي مالدارن کي ترجيح نه ڏئي. مسئلو:- اسلام جي شروعات ۾ هي وصيت فرض هئي، پر جڏهن ميراث جا احڪام نازل ٿيا ته منسوخ ڪئي وئي. هاڻي غير وارث جي لاءِ ٽئين حصي کان گهٽ جي وصيت ڪرڻ مستحب آهي. بشرطيڪ وارث محتاج نه هجن يا ترڪي ملڻ تي محتاج نه رهن. ورنه ترڪو وصيت کان افضل آهي (تفسير احمدي). ٣٢١ تو ڀي وصيت ڪندڙ هجي يا وارث، يا شاهد ۽ اهو ڪتابت ۾ تبديلي ڪري يا ورهاست ۾ يا شاهدي ادا ڪرڻ ۾. جيڪڏهن اها وصيت شريعت جي موافق آهي ته پوءِ تبديل ڪندڙ گنهگار آهي. ٣٢٢ ۽ ٻيا اهي موصي هجن يا موصىٰ له آزاد آهن. ٣٢٣ معنيٰ هي آهي ته وارث يا وصيت ڪندڙ، يا امام يا قاضي جنهن کي به موصي جي طرف کان نا انصافي يا ناحق ڪارروائي جو خوف هجي. جيڪڏهن اهو موصىٰ له يا وارثن ۾ شريعت جي موافق صلح ڪرائي ڇڏي ته پوءِ گنهگار نه آهي جو ته ان حق جي حمايت جي لاءِ باطل کي تبديل ڪيو. هڪ قول هي به آهي ته مراد اهو شخص آهي جيڪو وصيت جي وقت ڏسي ته موصي حق کان تجاوز ڪري ٿو ۽ شريعت جي خلاف طريقو اختيار ڪري ٿو ته پوءِ ان کي روڪي ۽ حق ۽ انصاف جو حڪم ڪري. ٣٢٤ هن آيت ۾ روزن جي فرضيت جو بيان آهي. روزو شريعت ۾ ان جو نالو آهي ته مسلمان خواه مرد هجي يا عورت (حيض ۽ نفاس کان خالي) هجي، صبح صادق کان سج لهڻ تائين عبادت جي نيت سان کائڻ پيئڻ ۽ جماع ڪرڻ ڇڏي ڏي. (عالمگيري وغيره). رمضان جا روزا ڏهه شوال سن ٢ هجري ۾ فرض ڪيا ويا. (درمختار وخازن) منزل ١ هن آيت مان ثابت ٿئي ٿو ته روزا پراڻي عبادت آهن. آدم عليه السلام جي زماني کان سڀني شريعتن ۾ فرض ٿيندا آيا، جيتوڻيڪ ڏينهن ۽ حڪم مختلف هئا. مگر اصل روزا سڀني امتن تي لازم رهيا. ٣٢٥ ۽ تون گناهن کان بچو جو ته هي ڪسر نفسي جو سبب ۽ پرهيزگارن جو طريقو آهي. ٣٢٦ يعني صرف رمضان جو هڪ مهينو. ٣٢٧ سفر مان اهو سفر مراد آهي، جنهن جو مفاصلو ٽن ڏينهن کان گهٽ نه هجي. هن آيت ۾ الله تعالىٰ مريض ۽ مسافر کي رخصت ڏني ته جيڪڏهن ان کي رمضان المبارڪ ۾ روزي رکڻ سان مرض جي زيادتي يا هلاڪت جو خوف هجي يا سفر ۾ سختي ۽ تڪليف جو ته پوءِ اهو مرض ۽ سفر جي ڏينهن ۾ افطار ڪري ۽ ان جي بجاءِ منع ڪيل ڏينهن کانسواءِ ٻين ڏينهن ۾ ان جي قضا ڪري. منع ڪيل پنج ڏينهن آهن، جن ۾ روزو رکڻ جائز نه آهي. ٻئي عيدون ۽ ذوالحج جي يارهين، ٻارهين ۽ تيرهين تاريخ. مسئلو:- مريض کي صرف وهم تي روزي جو افطار جائز نه آهي، جيستائين دليل يا تجربي يا غير ظاهر الفسق طبيب جي خبر سان انکي هن گمان جو غلبو حاصل نه ٿئي جو روزو مرض جي ديگهه زياده ٿيڻ جو سبب ٿيندو. مسئلو:- جيڪو بالفعل بيمار نه هجي پر مسلمان طبيب هي چوي ته اهو روزي رکڻ سان بيمار ٿي ويندو، اهو به مريض جي حڪم ۾ آهي. مسئلو:- حمل واري يا کير پيارڻ واري عورت کي جيڪڏهن روزي رکڻ سان پنهنجي يا ٻار جي جان جو خوف يا ان جي بيمار ٿي وڃڻ جو انديشو هجي ته ان کي به افطار جائز آهي. مسئلو:- جنهن مسافر فجر جي طلوع ٿيڻ کان اڳ سفر شروع ڪيو، ان کي ته روزي جو افطار جائز آهي، پر جنهن طلوع ٿيڻ کان پوءِ سفر ڪيو ان کي ان ڏينهن جو افطار جائز نه آهي. ٣٢٨ مسئلو:- جنهن پوڙهي مرد يا عورت کي پيري جي ضعف سبب روزي رکڻ جي طاقت نه رهي ۽ آئنده قوت حاصل ٿيڻ جي اميد به نه هجي، ان کي جهور پوڙهو چوندا آهن ان لاءِ جائز آهي ته افطار ڪري ۽ هر روزي جي بدلي اڌ تو يو (يعني هڪ سؤ پنجهتر روپيه (تولا) ۽ هڪ آڌي برابر تور) ڪڻڪ* يا ان کان ٻيڻا جَوَ يا ان جي قيمت فديي طور ڏئي. مسئلو:- جيڪڏهن فديي ڏيڻ کان پوءِ روزي رکڻ جي طاقت اچي وڃي ته پوءِ روزو واجب ٿي ويندو. مسئلو:- جيڪڏهن جهور پوڙهو مسڪين هجي فديي ڏيڻ جي طاقت نه رکي ته پوءِ الله تعالىٰ کان بخشش گهري ۽ پنهنجي ڪوتاهي جي معافي جي دعا ڪندو رهي. ٣٢٩ يعني فديي جي مقدار کان زياده ڏئي. ٣٣٠ هن مان معلوم ٿيو ته جيتوڻيڪ مسافر ۽ مريض کي افطار جي اجازت آهي پر زياده بهتر ۽ افضل روزو رکڻ ئي آهي. ٣٣١ هن جي معنيٰ ۾ مفسرن جا چند قول آهن. ١. هي

شَهِدَ مِنْكُمُ الشَّهْرَ فَلْيَصُمْهُ ۖ وَمَنْ كَانَ مَرِيضًا أَوْ عَلَىٰ

مان جيڪو هي مهينو لهي، اهو ضرور ان جا روزا رکي ۽ جيڪو بيمار يا سفر ۾

سَفَرٍ فَعِدَّةٌ مِنْ أَيَّامٍ أُخَرَ ۗ يُرِيدُ اللَّهُ بِكُمُ الْيُسْرَ وَلَا يُرِيدُ

هجي ته اوترا روزا ٻين ڏينهن ۾ (رکي) الله اوهان تي آساني ڪرڻ گهري ٿو ۽ توهان تي

بِكُمُ الْعُسْرَ وَلِتُكْمِلُوا الْعِدَّةَ وَلِتُكَبِّرُوا اللَّهَ عَلَىٰ مَا هَدَاكُمْ

اوکائي ڪرڻ نه ٿو گهري ۽ جيئن توهان ڳڻ پوري ڪريو ٣٣٢ ۽ الله جي وڏائي بيان ڪريو انهيءَ ڪري ته

وَلَعَلَّكُمْ تَشْكُرُونَ ﴿١٨٥﴾ وَإِذَا سَأَلَكَ عِبَادِي عَنِّي فَإِنِّي قَرِيبٌ ۖ

ان اوهان کي هدايت ڪئي ۽ من توهان حق گذار ٿيو. ۽ اي محبوب! جڏهن توهان کان منهنجا ٻانها منهنجو پڇن ته آءٌ نهايت ويجهو آهيان

أُجِيبُ دَعْوَةَ الدَّاعِ إِذَا دَعَانِ ۖ فَلْيَسْتَجِيبُوا لِي وَلْيُؤْمِنُوا

٣٣٣ ٻاڏائيندڙ جي دعا قبول ڪندو آهيان جڏهن مون کي ٻاڏائي ٿو ٣٣٤ پوءِ انهن کي منهنجو حڪم مڃڻ گهرجي ۽ مون تي ايمان

بِي لَعَلَّهُمْ يَرْشُدُونَ ﴿١٨٦﴾ أُحِلَّ لَكُمْ لَيْلَةَ الصِّيَامِ الرَّفَثُ إِلَىٰ

آڻڻ جڳائي، من اهي سدو رستو لهن. روزن جي راتين ۾ پنهنجن زالن ڏي وڃڻ اوهان لاءِ

نِسَائِكُمْ ۚ هُنَّ لِبَاسٌ لَكُمْ وَأَنْتُمْ لِبَاسٌ لَهُنَّ ۗ عَلِمَ اللَّهُ أَنَّكُمْ

حلال ٿيو ٣٣٥ اهي اوهان جو ڍڪ ۽ اوهان انهن جو ڍڪ آهيو، الله ڄاتو ته

كُنْتُمْ تَخْتَانُونَ أَنْفُسَكُمْ فَتَابَ عَلَيْكُمْ وَعَفَا عَنْكُمْ ۖ فَالْآنَ

اوهان پنهنجون جانيون خيانت ۾ وجهندا هئا ته پوءِ ان اوهان جي توبهه قبول ڪئي ۽ اوهان کي معاف فرمايو

بَاشِرُوهُنَّ وَابْتَغُوا مَا كَتَبَ اللَّهُ لَكُمْ ۚ وَكُلُوا وَاشْرَبُوا

٣٣٦ تنهن ڪري هاڻي ٻلي انهن سان صحبت ڪريو ٣٣٧ ۽ جيڪي الله اوهان جي نصيب لکيو آهي تنهن جي طلب ڪريو ٣٣٨ ۽ کائو ۽ پيئو

حَتَّىٰ يَتَبَيَّنَ لَكُمُ الْخَيْطُ الْأَبْيَضُ مِنَ الْخَيْطِ الْأَسْوَدِ مِنَ

٣٣٩ ايستائين جو اوهان لاءِ ٻاک جو اڇو سڳو ڪاري سڳي کان ظاهر ٿئي

الْفَجْرِ ۖ ثُمَّ أَتِمُّوا الصِّيَامَ إِلَى اللَّيْلِ ۚ وَلَا تُبَاشِرُوهُنَّ وَأَنْتُمْ

٣٤٠ پوءِ رات جي اچڻ تائين روزا پورا ڪريو ٣٤١ ۽ عورتن کي هٿ نه لايو جڏهن اوهان

عَاكِفُونَ فِي الْمَسَاجِدِ ۗ تِلْكَ حُدُودُ اللَّهِ فَلَا تَقْرَبُوهَا ۗ كَذَٰلِكَ

مسجدن ۾ اعتڪاف سان هجو ٣٤٢ اهي الله جون حدون آهن، انهن کي ويجهو نه وڃو اهڙيءَ طرح الله

ته رمضان اهو آهي جنهن جي شان ۾ ۽ شرافت ۾ قرآن نازل ٿيو ٢- هي ته قرآن ڪريم نازل ٿيڻ جي شروعات رمضان ۾ ٿي ٣- هي ته پورو قرآن پاڪ رمضان المبارڪ جي شب قدر ۾ لوح محفوظ کان دنيا جي آسمان جي طرف لاٿو ويو ۽ بيت العزت ۾ رهيو. هي انهيءَ آسمان تي هڪ مقام آهي، جتان وقتًا فوقتًا حڪمت جي اقتضا موافق جيترو جيترو منظور الاهي ٿيو ۽ جبرئيل امين آڻيندا رهيا. هي نازل ٿيڻ ٽيويهن سالن جي عرصي ۾ پورو ٿيو. ٣٣٢ حديث ۾ آهي، حضور صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته مهينو اُنٽيهن ڏينهن جو به ٿيندو آهي ته پوءِ چنڊ ڏسي پوءِ روزا رکڻ شروع ڪريو چنڊ ڏسي افطار ڪريو. جيڪڏهن ٢٩ رمضان تي چنڊ ڏسڻ ۾ نه اچي ته ٽيهن ڏينهن جي ڳڻپ پوري ڪريو. ٣٣٣ هن ۾ حق جي طالبن جي طلبِ مولا جو بيان آهي جن عشق الاهيءَ تي پنهنجون حاجتون قربان ڪري ڇڏيون، اهي انهيءَ جا طلبگار آهن. انهن کي قرب ۽ وصال جي خوشخبريءَ سان خوش فرمايائين. شان نزول ١- صحابه جي هڪ جماعت عشق الاهيءَ جي جذبي ۾ سيد عالم صلي الله عليه وسلم کان معلوم ڪيو ته اسان جو رب ڪٿي آهي. ان تي قرب جي ويجهڙائيءَ جي واڌائي ڏيندي ٻڌايو ويو ته الله تعاليٰ جاءِ کان پاڪ آهي. جيڪا شيءِ ڪنهن سان مڪاني قرب رکندي هجي، اها ان جي پري واريءَ سان ضرور ڏور ٿئي ٿي ۽ الله تعاليٰ سڀني ٻانهن کي ويجهو آهي. مڪان واري جو هي شان نه آهي. قرب جي منزلن ۾ پهچ ٻانهي کي پنهنجي غفلت دور ڪرڻ سان حاصل ٿيندي آهي. ؎ دوست نزديڪ تر از من بمن است. وين عجب تر ڪه من از وي دورم. ٣٣٤ دعا حاجت جو عرض آهي ۽ قبوليت هيءَ آهي ته پالڻهار پنهنجي ٻانهي جي دعا تي لَبَّيْكَ عَبْدِيْ فرمائي ٿو. مراد عطا فرمائڻ ٻي شيءِ آهي، اها به ڪڏهن ان جي ڪرم سان جلدي ٿئي ٿي. ڪڏهن حڪمت جي اقتضا سان ڪجهه تاخير سان. ڪڏهن ٻانهي جي حاجت دنيا ۾ پوري فرمائي وڃي ٿي. ڪڏهن آخرت ۾. ڪڏهن ٻانهي جو نفعو ٻي شيءِ ۾ ٿئي ٿو، اها عطا ڪئي وڃي ٿي. ڪڏهن ٻانهو محبوب ٿئي ٿو، ان جي حاجت روائي ۾ انهيءَ ڪري دير ڪئي وڃي ٿي ته اهو عرصي تائين دعا ۾ مشغول رهي. ڪڏهن دعا ڪندڙ ۾ صدق ۽ اخلاص وغيره قبوليت جا شرط نه ٿا ٿين، انهيءَ ڪري الله جي نيڪ ۽ مقبول ٻانهن کان دعا گهرائي وڃي ٿي. مسئلو:- ناجائز ڪم جي دعا گهرڻ جائز نه آهي. دعا جي آداب مان آهي ته حضورِ قلب سان گڏ قبوليت جو يقين رکندي دعا گهري ۽ شڪايت نه ڪري ته منهنجي دعا قبول نٿي ٿي. ترمذيءَ جي حديث ۾ آهي ته نماز کان پوءِ حمد ۽ ثناءِ درود شريف پڙهي، پوءِ دعا گهري. ٣٣٥ شان نزول:- اڳين شريعتن ۾ افطار کان پوءِ کائڻ پيئڻ، جماع ڪرڻ عشا جي نماز تائين حلال هو. عشا جي نماز کان پوءِ هي سڀ شيون رات ۾ به حرام ٿي وينديون هيون. هي حڪم زمانۂ اقدس تائين باقي هو. ڪن صحابن کان رمضان جي راتين ۾ عشا جي نماز کان پوءِ مباشرت واقع ٿي انهن ۾ حضرت عمر رضي الله عنه



به هوا ن ٿي اهي صحابه پشيمان ٿيا ۽ درگاهِ رسالت ۾ عرض حال ڪيائون، الله تعاليٰ معاف فرمايو ۽ هيءَ آيت نازل ٿي ۽ بيان ڪيو ويو ته آئنده جي لاءِ رمضان جي راتين ۾ مغرب کان صبح صادق تائين جماع ڪرڻ حلال آهي. ٣٣٦ هن خيانت مان اها معصيت مراد آهي جيڪا مباح هجڻ کان اڳ رمضان جي راتين ۾ مسلمانن کان سرزد ٿي هئي، ان جي معافي جو بيان فرمائي انهن جي تسڪين فرمائي وئي. ٣٣٧ هي حڪم مباح هجڻ جي لاءِ آهي ته هاڻي اها منع ختم ڪئي وئي ۽ رمضان جي راتين ۾ مباشرت مباح ڪئي وئي. ٣٣٨ هن ۾ هدايت آهي ته مباشرت نسل ۽ اولاد حاصل ڪرڻ جي نيت سان هئڻ گهرجي، جنهن سان مسلمان وڌن ۽ دين مضبوط ٿئي مفسرن جو هڪ قول هي به آهي ته، معنيٰ هيءَ آهي ته مباشرت شريعت جي حڪم جي موافق هجي، جنهن جاءِ ۾ جنهن طريقي سان مباح فرمائي وئي ان کان تجاوز نه ڪيو وڃي (تفسير احمدي) هڪ قول هي به آهي ته جيڪو الله لکيو ان جي طلب ڪرڻ جي معنيٰ آهي رمضان جي راتين ۾ گهڻي عبادت ۽ سجاڳ رهي شب قدر جي ڳولا ڪرڻ. ٣٣٩ هيءَ آيت صرمه بن قيس جي حق ۾ نازل ٿي. پاڻ محنتي ماڻهو هو. هڪ ڏينهن روزي جي حالت ۾ سارو ڏينهن پنهنجيءَ زمين ۾ ڪم ڪري شام جو گهر آيو، زال کان کاڌو گهريائين، اها پچائڻ ۾ رُڌل هئي، هيءُ ٿڪل هو تنهن ڪري سندس اک ٻجي وئي سندس زال جڏهن کاڌو تيار ڪري هن کي سجاڳ ڪيو ته هن کائڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو، ڇو ته ان زماني ۾ سمهڻ کان پوءِ روزيدار تي کائڻ پيئڻ منع ڪيو ويو هو، انهيءَ حالت ۾ ٻيو روزو رکيائين. ضعيفي انتها کي پهچي وئي هئي، تنهن ڪري ٻيپهريءَ جو بيهوش ٿي ويو، ان جي حق ۾ هيءَ آيت نازل ٿي ۽ رمضان جي راتين ۾ ان سببان کائڻ پيئڻ مباح فرمايو ويو. جيئن ته حضرت عمر رضي الله عنه جي توجهه ۽ رجوع جي سبب ويجهڙائي حلال ٿي. ٣٤٠ رات کي ڪاري ڏوريءَ ۽ صبح صادق کي اڇي ڏوريءَ سان تشبيهه ڏني وئي. معنيٰ هيءَ آهي ته توهان جي لاءِ کائڻ پيئڻ رمضان جي راتين ۾ مغرب کان صبح صادق تائين مباح فرمايو ويو. (تفسير احمدي). مسئلو:- صبح صادق تائين اجازت ڏيڻ ۾ اشارو آهي ته جنابت روزي جي منافي نه آهي. جنهن شخص کي جنابت جي حالت سان صبح ٿيو اهو غسل ڪري، ان جو روزو جائز آهي. (تفسير احمدي). مسئلو:- هن مان عالمن هي مسئلو ڪڍيو ته رمضان جي روزي جي نيت ڏينهن ۾ جائز آهي. ٣٤١ هن مان روزي جي آخري حد معلوم ٿئي ٿي ۽ مسئلو ثابت ٿئي ٿو ته روزي جي حالت ۾ کائڻ پيئڻ ۽ جماع ڪرڻ مان هر هڪ

يُبَيِّنُ اللّٰهُ اٰيٰتِهٖ لِلنَّاسِ لَعَلَّهُمْ يَتَّقُوْنَ ﴿١٨٧﴾ وَلَا تَاْكُلُوْٓا اَمْوَالَكُمْ

پنهنجون آيتون ماڻهن سان بيان ڪري ٿو ته مَنَ اهي پرهيزگار ٿين. ۽ پاڻ ۾ هڪٻئي جو

بَيْنَكُمْ بِالْبَاطِلِ وَتُدْلُوْا بِهَآ اِلَى الْحُكَّامِ لِتَاْكُلُوْا فَرِيْقًا مِّنْ

مال ناحق نه کائو ۽ نه حاڪمن وٽ انهن جو ڪيس انهيءَ لاءِ پهچايو ته جيئن ماڻهن جو ڪجهه مال

اَمْوَالِ النَّاسِ بِالْاِثْمِ وَاَنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ﴿١٨٨﴾ يَسْـَٔلُوْنَكَ عَنِ

ناجائز طور[٣٤٣] ڄاڻي واڻي کائي سگهو. توهان کان نئين چنڊ بابت پڇن ٿا[٣٤٤]

الْاَهِلَّةِ ۭ قُلْ هِيَ مَوَاقِيْتُ لِلنَّاسِ وَالْحَجِّ ۭ وَلَيْسَ الْبِرُّ بِاَنْ

توهان فرمايو ته هي ماڻهن ۽ حج لاءِ وقت جون نشانيون آهن[٣٤٥] ۽ ڪا نيڪي نه آهي جو گهرن ۾[٣٤٦]

تَاْتُوا الْبُيُوْتَ مِنْ ظُهُوْرِهَا وَلٰكِنَّ الْبِرَّ مَنِ اتَّقٰى ۚ وَاْتُوا

پٺ پيچي اچو ها! نيڪي ته پرهيزگاري آهي ۽ گهرن ۾

الْبُيُوْتَ مِنْ اَبْوَابِهَا ۠ وَاتَّقُوا اللّٰهَ لَعَلَّكُمْ تُفْلِحُوْنَ ﴿١٨٩﴾ وَ

دروازن کان اچو[٣٤٧] ۽ الله کان ڊڄندا رهو مَن اوهان ڇوٽڪارو حاصل ڪريو. ۽ انهن سان الله جي واٽ ۾ وڙهو

قَاتِلُوْا فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ الَّذِيْنَ يُقَاتِلُوْنَكُمْ وَلَا تَعْتَدُوْا ۭ اِنَّ

[٣٤٨] جيڪي اوهان سان وڙهن ٿا[٣٤٩] ۽ حد کان نه لنگهو[٣٥٠] بيشڪ الله حد کان لنگهندڙن کي

اللّٰهَ لَا يُحِبُّ الْمُعْتَدِيْنَ ﴿١٩٠﴾ وَاقْتُلُوْهُمْ حَيْثُ ثَقِفْتُمُوْهُمْ وَ

پسند نه ٿو ڪري. ڪافرن کي جتي لهو اتي ماريو[٣٥١] ۽ انهن کي ڪڍي ڇڏيو[٣٥٢]

اَخْرِجُوْهُمْ مِّنْ حَيْثُ اَخْرَجُوْكُمْ وَالْفِتْنَةُ اَشَدُّ مِنَ الْقَتْلِ ۚ

جتان انهن اوهان کي ڪڍيو هو[٣٥٣] ۽ انهن جو فساد قتل کان به سخت آهي[٣٥٤] ۽ تعظيم واري مسجد ۾

وَلَا تُقٰتِلُوْهُمْ عِنْدَ الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ حَتّٰى يُقٰتِلُوْكُمْ فِيْهِ ۚ

انهن سان نه وڙهو جيسين اهي اوهان سان اتي نه وڙهن[٣٥٥] پوءِ جيڪڏهن اوهان سان وڙهن

فَاِنْ قٰتَلُوْكُمْ فَاقْتُلُوْهُمْ ۭ كَذٰلِكَ جَزَاۗءُ الْكٰفِرِيْنَ ﴿١٩١﴾ فَاِنِ انْتَهَوْا

ته اوهان به کين قتل ڪريو[٣٥٦] ڪافرن جي اها ئي سزا آهي. پوءِ جيڪڏهن اهي باز اچن[٣٥٧] ته بيشڪ الله

فَاِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿١٩٢﴾ وَقٰتِلُوْهُمْ حَتّٰى لَا تَكُوْنَ فِتْنَةٌ وَّيَكُوْنَ

بخشڻهار ۽ ٻاجهارو آهي. ۽ انهن سان وڙهو ايستائين جو ڪو به فتنو نه رهي ۽ هڪ الله

جي ڪرڻ سان ڪفارو لازم ٿي وڃي ٿو. (مدارڪ). مسئلو:- عالمن هن آيت کي وصال جي روزي جي ممنوع ٿيڻ جو دليل قرار ڏنو آهي. [٣٤٢] هن ۾ بيان آهي ته رمضان جي راتين ۾ روزيدار جي لاءِ جماع حلال آهي، جڏهن ته اهو اعتڪاف وارو نه هجي. مسئلو:- اعتڪاف ۾ عورت سان ويجهڙائي ۽ چمي ياڪر حرام آهي. مسئلو:- مردن جي اعتڪاف جي لاءِ مسجد ضروري آهي.* مسئلو:- عورتن جو اعتڪاف سندن گهرن ۾ جائز آهي. مسئلو:- اعتڪاف هر اهڙي مسجد ۾ جائز آهي، جنهن ۾ جماعت قائم هجي. مسئلو:- اعتڪاف ۾ روزو شرط آهي. [٣٤٣] هن آيت ۾ باطل طور تي ڪنهن جو مال کائڻ حرام فرمايو ويو. خواه ڦرڻ يا کسڻ سان يا چوري يا جوا سان يا حرام تماشن يا حرام ڪمن يا حرام شين جي بدلي يا رشوت يا ڪوڙي شاهدي يا چغلخوري سان، اهي سڀ منع ٿيل ۽ حرام آهن. مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته ناجائز فائدي جي لاءِ ڪنهن تي مقدمو هڻڻ ۽ ان کي حڪومت تائين وٺي وڃڻ ناجائز ۽ حرام آهي. اهڙيءَ طرح پنهنجي فائدي جي غرض سان ٻئي کي نقصان پهچائڻ لاءِ آفيسرن تي اثر وجهڻ، رشوتون ڏيڻ حرام آهي. جيڪي حڪومت تائين پهچندڙ ماڻهو آهن، اهي هن آيت جي حڪم کي پيش نظر رکن. حديث شريف ۾ ماڻهن کي نقصان پهچائڻ واري تي لعنت آئي آهي. [٣٤٤] شانِ نزول:- هيءَ آيت معاذ بن جبل ۽ ثعلبه بن انصاري جي جواب ۾ نازل ٿي. انهن پڇيو هو ته يارسول الله! (صلى الله عليه وسلم) چنڊ جو ڪهڙو حال آهي؟ شروعات ۾ تمام سنهو نڪري ٿو، پوءِ روزانو وڌي ٿو، ايستائين جو پورو روشن ٿي وڃي ٿو، وري گهٽجڻ لڳي ٿو ۽ ايستائين گهٽجي ٿو جو شروعات وانگر سنهو ٿي وڃي ٿو، هڪ حال تي نه ٿو رهي. هن سوال مان مقصد چنڊ جي گهٽجڻ ۽ وڌڻ جون حڪمتون معلوم ڪرڻ هو. ڪن مفسرن جو خيال آهي ته سوال جو مقصد چنڊ جي اختلافن جو سبب معلوم ڪرڻ هو. [٣٤٥] چنڊ جي گهٽجڻ ۽ وڌڻ جا فائدا بيان فرمايائين ته اهي وقت جون نشانيون آهن ۽ ماڻهن جا هزارين ديني ۽ دنيوي ڪم هن سان متعلق آهن. پوک، واپار، قرض ڏيڻ ۽ وٺڻ جا معاملا، روزا، عيدن جا وقت، عورتن جون عدتون، حيض جا ڏينهن، حمل ۽ کير پيارڻ جون مدتون ۽ کير ڇڏائڻ جا وقت ۽ حج جا وقت هن سان معلوم ٿين ٿا، ڇو ته جڏهن شروعات ۾ چنڊ سنهو ٿئي ٿو ته ڏسڻ وارو ڄاڻي وٺي ٿو ته هي شروعاتي تاريخون آهن ۽ جڏهن چنڊ پورو روشن ٿئي ٿو ته معلوم ٿي وڃي ٿو ته هي مهيني جي وچ واري تاريخ آهي ۽ جڏهن لڪي وڃي ٿو ته معلوم ٿئي ٿو ته مهينو پورو ٿيڻ تي آهي. اهڙيءَ طرح انهن جي وچولن ڏينهن ۾ چنڊ جون حالتون دلالت ڪن ٿيون پيون. پوءِ وري مهينن

سان سال جو حساب ٿئي ٿو. هي اها قدرتي جنتري آهي،  جيڪا آسمان جي صفحي تي هميشه کليل رهي ٿي ۽ هر ملڪ ۽ هر زبان جا ماڻهو پڙهيل ۽ اڻ پڙهيل، سڀ هن سان پنهنجو حساب معلوم ڪري وٺن ٿا. [٣٤٦] شانِ نزول:- جاهليت جي زماني ۾ ماڻهن جي هيءَ عادت هئي ته جڏهن اهي حج جي لاءِ احرام ٻڌندا هئا ته ڪنهن مڪان ۾ ان جي دروازي کان داخل نه ٿيندا هئا. جيڪڏهن ضرورت هوندي هئي ته ڇت پٺيان ڀڃي اندر اچي ويندا هئا ۽ ان کي نيڪي ڄاڻندا هئا. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي. [٣٤٧] تو ڙي احرام جي حالت هجي يا غير احرام جي. [٣٤٨] سن ٦ هجري ۾ حديبيه جو واقعو پيش آيو. ان سال سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن مديني طيبه مان عمري جي ارادي سان مڪه مڪرمه ۾ داخل ٿيڻ کان روڪيو ويو ۽ ان تي صلح ٿيو ته توهان ايندڙ سال تشريف آڻيو پوءِ توهان لاءِ ٽي ڏينهن مڪه مڪرمه خالي ڪيو ويندو. جڏهن ايندڙ سال سن ٧ هجري ۾ حضور صلى الله عليه وسلم جن عمري جي قضا جي لاءِ تشريف وٺي آيا ته ان وقت سان ٻي چوڏهن سو صحابه جي جماعت گڏ هئي. مسلمانن کي هيءَ انديشو ٿيو ته ڪافر وعدو پورو نه ڪندا ۽ مڪي جي حرم ۾ حرام مهيني يعني ذو القعده مهيني ۾ جنگ ڪندا. جيئن ته مسلمان احرام جي حالت ۾ آهن، تنهن ڪري ان حالت ۾ جنگ ڪرڻ ڳري آهي، ڇو ته جاهليت جي زماني کان اسلام جي شروعات تائين نه حرم ۾ جنگ جائز هئي نه حرام مهيني ۾ ۽ نه احرام جي حالت ۾. پوءِ انهن کي شبهو ٿيو ته هن وقت جنگ جي اجازت ملي ٿي يا نه. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي. [٣٤٩] هن جي معنيٰ يا هيءَ آهي ته جيڪي ڪافر توهان سان وڙهن يا جنگ جي شروعات ڪن، توهان انهن سان دين جي حمايت ۽ اعزاز جي لاءِ وڙهو. هي حڪم اسلام جي شروعات ۾ هو. پوءِ منسوخ ڪيو ويو ۽ ڪافرن سان جنگ ڪرڻ واجب ٿي، خواه اهي شروعات ڪن يا نه ڪن. يا هيءَ معنيٰ آهي ته جيڪي توهان سان وڙهڻ جو ارادو رکن ٿا. هيءَ ڳالهه سڀني ئي ڪافرن ۾ آهي، ڇو ته اهي سڀ دين جا مخالف ۽ مسلمانن جا دشمن آهن، تو ڙي انهن ڪنهن سبب جي ڪري جنگ نه ڪئي هجي، پر موقعي ملڻ تي خبردار رهڻ وارا آهن. هيءَ معنيٰ به ٿي سگهي ٿي ته جيڪي ڪافر ميدان ۾ توهان جي مقابلي ۾ اچن ۽ توهان سان وڙهڻ وارا هجن، انهن سان وڙهو. هن صورت ۾ ضعيف، پوڙها، ٻار، چريا، لولا لنگڙا، انڌا، بيمار ۽ عورتون وغيره جيڪي جنگ جي طاقت نه رکن، هن حڪم ۾ داخل نه ٿيندا. انهن کي قتل ڪرڻ جائز نه آهي. [٣٥٠] جيڪي جنگ جي قابل نه آهن، انهن سان نه وڙهو يا جن سان توهان وعدو ڪيو هجي يا بغير دعوت جي جنگ نه ڪريو، ڇو ته شريعت جو طريقو هيءَ آهي ته پهريائين ڪافرن کي اسلام جي دعوت ڏني وڃي، جيڪڏهن انڪار ڪن ته جزيو طلب ڪيو وڃي، ان کان به انڪاري ٿين ته پوءِ جنگ ڪئي وڃي. ان

* مسئلو: اعتڪاف واري کي مسجد مان ٻاهر وڃڻ، پيشاب، سمهڻ جائز آهي

الدِّيْنُ لِلّٰهِ ۭ فَاِنِ انْتَهَوْا فَلَا عُدْوَانَ اِلَّا عَلَى الظّٰلِمِيْنَ ﴿١٩٣﴾

جي لاءِ ٿي وڃي. پوءِ جيڪڏهن اهي باز اچن ٣٥٨ ته ظالمن کان سواءِ ٻين تي زيادتي ڪرڻي نه آهي.

اَلشَّهْرُ الْحَرَامُ بِالشَّهْرِ الْحَرَامِ وَالْحُرُمٰتُ قِصَاصٌ ۭ فَمَنِ

تعظيم واري مهيني جي بدلي تعظيم وارو مهينو ۽ ادب جي بدلي ادب آهي ٣٥٩ پوءِ جيڪو

اعْتَدٰى عَلَيْكُمْ فَاعْتَدُوْا عَلَيْهِ بِمِثْلِ مَا اعْتَدٰى عَلَيْكُمْ

اوهان تي زيادتي ڪري، ان تي اوتري زيادتي ڪريو، جيتري ان ڪئي

وَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاعْلَمُوْٓا اَنَّ اللّٰهَ مَعَ الْمُتَّقِيْنَ ﴿١٩٤﴾ وَاَنْفِقُوْا فِيْ

۽ الله کان ڊڄندا رهو ۽ ڄاڻو ته الله ڊپ وارن سان گڏ آهي. ۽ الله جي واٽ ۾

سَبِيْلِ اللّٰهِ وَلَا تُلْقُوْا بِاَيْدِيْكُمْ اِلَى التَّهْلُكَةِ ۚ وَاَحْسِنُوْا ۚ

خرچ ڪريو ٣٦٠ ۽ پنهنجي هٿان هلاڪت ۾ نه پئو ٣٦١ ۽ چڱائي وارا ٿي وڃو

اِنَّ اللّٰهَ يُحِبُّ الْمُحْسِنِيْنَ ﴿١٩٥﴾ وَاَتِمُّوا الْحَجَّ وَالْعُمْرَةَ لِلّٰهِ ۭ

بيشڪ چڱائي وارا الله جا محبوب آهن. ۽ حج ۽ عمرو الله جي لاءِ پورو ڪريو ٣٦٢ پوءِ جيڪڏهن

فَاِنْ اُحْصِرْتُمْ فَمَا اسْتَيْسَرَ مِنَ الْهَدْيِ ۚ وَلَا تَحْلِقُوْا رُءُوْسَكُمْ

اوهان روڪيا وڃو ٣٦٣ ته قرباني موڪليو جيڪا ملي سگهي ٣٦٤ ۽ پنهنجا مٿا نه ڪوڙايو

حَتّٰى يَبْلُغَ الْهَدْيُ مَحِلَّهٗ ۭ فَمَنْ كَانَ مِنْكُمْ مَّرِيْضًا اَوْ بِهٖٓ

جيستائين قرباني پنهنجي جاءِ تي پهچي نه وڃي ٣٦٥ پوءِ جيڪو اوهان مان بيمار هجي يا ان جي

اَذًى مِّنْ رَّاْسِهٖ فَفِدْيَةٌ مِّنْ صِيَامٍ اَوْ صَدَقَةٍ اَوْ نُسُكٍ ۚ

مٿي ۾ ڪا تڪليف هجي ٣٦٦ ته بدلي ۾ روزا ٣٦٧ يا خيرات ٣٦٨ يا قرباني (ڏيڻي)

فَاِذَآ اَمِنْتُمْ ۪ فَمَنْ تَمَتَّعَ بِالْعُمْرَةِ اِلَى الْحَجِّ فَمَا اسْتَيْسَرَ

پوءِ جڏهن اوهان اطمينان سان ٿيو ته جيڪو حج سان عمرو ملائڻ جو فائدو وٺي ٣٦٩ ان تي قرباني آهي

مِنَ الْهَدْيِ ۚ فَمَنْ لَّمْ يَجِدْ فَصِيَامُ ثَلٰثَةِ اَيَّامٍ فِي الْحَجِّ

جهڙي قرباني ملي سگهي ٣٧٠ پوءِ جنهن کي طاقت نه هجي ته اهو حج جي ڏينهن ۾ ٽي روزا رکي ٣٧١ ۽

وَسَبْعَةٍ اِذَا رَجَعْتُمْ ۭ تِلْكَ عَشَرَةٌ كَامِلَةٌ ۭ ذٰلِكَ لِمَنْ لَّمْ يَكُنْ

ست روزا جڏهن گهر ڏانهن موٽي وڃو اهي پورا ڏهه ٿيا اهو حڪم انهيءَ لاءِ آهي

معنيٰ تي آيت جو حڪم باقي آهي، منسوخ نه آهي. (تفسير احمدي). ٣٥١ توڙي حرم هجي يا غير حرم. ٣٥٢ مڪه مڪرمه مان. ٣٥٣ گذريل سال يعني مڪي جي فتح جي ڏينهن جن ماڻهن اسلام قبول نه ڪيو، انهن سان اهوئي ڪيو. ٣٥٤ فساد مان شرڪ مراد آهي يا مسلمانن کي مڪه مڪرمه ۾ داخل ٿيڻ کان روڪڻ. ٣٥٥ چوڻ هيءَ حرمت، حرم جي خلاف آهي. ٣٥٦ جو انهن حرم شريف جي بي حرمتي ڪئي. ٣٥٧ قتل ۽ شرڪ کان. ٣٥٨ ڪفر ۽ باطل پرستيءَ کان. ٣٥٩ جڏهن اڳين سال ذوالقعده ٦ھ ۾ عرب جي مشرڪن حرام مهيني جي حرمت ۽ ادب جو لحاظ نه رکيو ۽ توهان کي عمري جي ادا ڪرڻ کان روڪيو ته هيءَ بي حرمتي انهن کان واقع ٿي ۽ ان جي بدلي الله جي توفيق سان ٧ھ جي ذوالقعده مهيني ۾ توهان کي موقعو مليو ته توهان قضا عمري کي ادا ڪريو. ٣٦٠ هن مان سيني ديني ڪمن ۾ طاعت ۽ الله جي رضا جي لاءِ خرچ ڪرڻ مراد آهي، توڙي جهاد هجي يا ٻيون نيڪيون. ٣٦١ خدا جي واٽ ۾ خرچ ڪرڻ کي ڇڏي ڏيڻ به هلاڪت جو سبب آهي ۽ اجايو اسراف به ۽ اهڙيءَ طرح ٻي شيءِ به جيڪا خطري ۽ هلاڪت جو سبب هجي، انهن سيني کان پري رهڻ جو حڪم آهي، ايستائين جو ٻي هٿيار جنگ جي ميدان ۾ وڃڻ يا زهر کائڻ يا ڪنهن طرح خود ڪشي ڪرڻ. مسئلو: عالمن هن مان هي مسئلو به ڪڍيو آهي ته جنهن شهر ۾ طاعون هجي، اتي نه وڃو جيڪي ٻيڪ اتان جي ماڻهن کي اتان ڀڄڻ منع ٿيل آهي. ٣٦٢ ۽ انهن ٻنهيءَ کي سندن فرض ۽ شرطن سان گڏ خاص الله جي لاءِ سستي ۽ نقصان کان سواءِ پورو ڪريو. حج نالو آهي احرام ٻڌي نائين ذوالحج جو عرفات ۾ بيهڻ ۽ ڪعبي معظم جي طواف جو. ان جي لاءِ خاص وقت مقرر آهي، جنهن ۾ هي فعل ڪيا وڃن ته حج ٿيندو. مسئلو: حج، تڙجيحي قول مطابق ٩ھ ۾ فرض ٿيو. ان جي فرضيت قطعي آهي. حج جا فرض هي آهن: (١) احرام، (٢) عرفات ۾ بيهڻ، (٣) زيارت جو طواف. حج جا واجب: مزدلفه ۾ بيهڻ، (٢) صفا ۽ مروه جي وچ ۾ ڊوڙڻ، (٣) ٽنهي جمرن کي پٿر هڻڻ، (٤) ٻاهر واري جي لاءِ موٽڻ جو طواف ۽ مٿو ڪوڙائڻ يا ڪترائڻ. عمري جا رڪن: طواف ۽ ڊوڙڻ آهن ۽ ان جا شرط احرام ۽ مٿو ڪوڙائڻ آهن. حج ۽ عمري جا چار طريقا آهن: (١) افراد بالحج، اهو هي آهي ته حج جي مهينن ۾ يا انهن کان اڳ ميقات کان يا ان کان اڳ حج جو احرام ٻڌي ۽ دل سان ان جي نيت ڪري، توڙي زبان سان تلبيه جي وقت ان جو نالو وٺي يا نه. (٢) افراد بالعمره: اهو هيءُ آهي ته ميقات کان اڳ يا ان کان اڳ حج جي مهينن ۾ يا انهن کان اڳ عمري جو احرام ٻڌي ۽ دل سان ان جو ارادو ڪري توڙي تلبيه جي وقت زبان سان ان جو ذڪر ڪري يا نه ڪري ۽ ان جي لاءِ حج جي مهينن ۾ يا ان کان اڳ طواف ڪري توڙي ان سال ۾ حج ڪري يا نه ڪري. مگر حج ۽ عمري جي وچ ۾ المام صحيح ڪري، هن طرح ته پنهنجي اهل جي طرف حلال ٿي ڪري واپس ٿئي. (٣) قِران: اهو هي آهي ته حج ۽ عمري ٻنهيءَ کي هڪ احرام ۾ جمع ڪري، اهو احرام ميقات کان ٻڌو هجي يا ان کان اڳ حج جي مهينن ۾ يا انهن کان اڳ، منڍ کان حج ۽ عمري ٻنهي جي نيت هجي توڙي تلبيه جي وقت زبان سان ٻنهيءَ جو ذڪر ڪري يا نه ڪري. پهريان عمري جا فعل ادا ڪري، پوءِ حج جا. (٤) تمتّع: اهو هي آهي ته ميقات کان يا ان کان اڳ حج جي مهينن ۾ يا انهن کان اڳ عمري جو احرام ٻڌي ۽ حج جي مهينن ۾ عمرو ڪري يا ان جا گهڻا طواف حج جي مهينن ۾ ڪري ۽ حلال ٿي ڪري حج جي لاءِ احرام ٻڌي ۽ انهيءَ سال حج ڪري ۽ حج ۽ عمري جي وچ ۾ پنهنجي اهل سان المام صحيح نه ڪري. (مسڪين ۽ فتح). مسئلو: هن آيت مان عالمن قران ثابت ڪيو آهي. ٣٦٣ حج ۽ عمري کان شروع ڪرڻ کان پوءِ ۽ گهر کان نڪرڻ کان يا محرم ٿي وڃڻ کان پوءِ يعني توهان کي ڪو منع ڪندڙ حج ۽ عمري جي ادا ڪرڻ کان پيش اچي توڙي اهو دشمن جو خوف هجي يا مرض وغيره، اهڙيءَ حالت ۾ توهان احرام کان ٻاهر اچو. ٣٦٤ اُٺ يا ڳئون يا ٻڪري ۽ هيءَ قرباني موڪلڻ واجب آهي. ٣٦٥ يعني حرم ۾، جتي ان جي ذبح جو حڪم آهي. مسئلو: هيءَ قرباني حرم کان ٻاهر نه ٿي سگهي. ٣٦٦ جنهن سان اهو مٿي ڪوڙائڻ لاءِ مجبور ٿئي ۽ مٿو ڪوڙائي. ٣٦٧ ٽن ڏينهن جا. ٣٦٨ ڇهن مسڪينن جو کاڌو، هر مسڪين جي لاءِ پونا ٻه سير ڪڻڪ. ٣٦٩ يعني تمتّع ڪري. ٣٧٠ هيءَ قرباني تمتّع جي آهي. حج جي شڪر ۾ واجب ٿي توڙي تمتّع ڪرڻ وارو فقير هجي. عيد الاضحيٰ جي قرباني نه آهي جيڪا فقير ۽ مسافر تي واجب نه ٿي ٿئي. ٣٧١ يعني پهرين شوال کان نائين ذوالحج تائين احرام ٻڌڻ کان پوءِ، ان وچ ۾ جڏهن چاهي رکي توڙي گڏي يا جدا جدا ڪري. ڀلو هيءُ آهي ته ست، اٺ ۽ نوَ ذوالحج جا روزا رکي.

اَهْلُهٗ حَاضِرِى الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ ۭ وَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاعْلَمُوْٓا اَنَّ اللّٰهَ

جيڪو مڪي جو رهاڪو نه هجي ٣٧٢ ۽ الله کان ڊڄندا رهو ۽ ڄاڻو ته الله جو

شَدِيْدُ الْعِقَابِ ﴿۱۹۶﴾ اَلْحَجُّ اَشْهُرٌ مَّعْلُوْمٰتٌ ۚ فَمَنْ فَرَضَ

عذاب سخت آهي، حج جا ڪي مهينا آهن ڄاتل ٣٧٣ پوءِ جيڪو انهن ۾ حج جي نيت ڪري

فِيْهِنَّ الْحَجَّ فَلَا رَفَثَ وَلَا فُسُوْقَ ۙ وَلَا جِدَالَ فِى الْحَجِّ ۭ وَ

٣٧٤ ته نه عورتن جي آڏو صحبت جو ذڪر ٿئي نه ڪو ڏوهه نه ڪنهن سان جهيڙو ٣٧٥ حج جي وقت تائين ۽ اوهان جيڪا

مَا تَفْعَلُوْا مِنْ خَيْرٍ يَّعْلَمْهُ اللّٰهُ ۭ وَتَزَوَّدُوْا فَاِنَّ خَيْرَ الزَّادِ التَّقْوٰى ۡ

چڱائي ڪندا الله ان کي ڄاڻي ٿو ٣٧٦ ۽ ثمرو ساڻ کڻو سڀ کان بهتر ثمر پرهيزگاري آهي ٣٧٧

وَاتَّقُوْنِ يٰٓاُولِى الْاَلْبَابِ ﴿۱۹۷﴾ لَيْسَ عَلَيْكُمْ جُنَاحٌ اَنْ تَبْتَغُوْا

اي عقل وارؤ! مون کان ڊڄندا رهو ٣٧٨ اوهان تي ڪو ڏوهه ڪونه آهي ٣٧٩ پنهنجي رب جي

فَضْلًا مِّنْ رَّبِّكُمْ ۭ فَاِذَآ اَفَضْتُمْ مِّنْ عَرَفٰتٍ فَاذْكُرُوا اللّٰهَ

فضل تلاش ڪرڻ ۾، پوءِ جڏهن عرفات کان موٽو ٣٨٠ ته الله کي ياد ڪريو ٣٨١

عِنْدَ الْمَشْعَرِ الْحَرَامِ ۠ وَاذْكُرُوْهُ كَمَا هَدٰىكُمْ ۚ وَاِنْ كُنْتُمْ مِّنْ

مشعر حرام وٽ ٣٨٢ ۽ ان جو ذڪر ڪريو جيئن ان اوهان کي هدايت ڪئي ۽ بيشڪ ان کان اڳ

قَبْلِهٖ لَمِنَ الضَّاۗلِّيْنَ ﴿۱۹۸﴾ ثُمَّ اَفِيْضُوْا مِنْ حَيْثُ اَفَاضَ النَّاسُ

اوهان ڀٽڪيل هئا ٣٨٣ پوءِ ڳالهه هيءَ آهي جو اي قريشيو توهان به اتان موٽو جتان کان ماڻهو

وَاسْتَغْفِرُوا اللّٰهَ ۭ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿۱۹۹﴾ فَاِذَا قَضَيْتُمْ مَّنَا

موٽندا آهن ٣٨٤ ۽ الله کان معافي گهرو بيشڪ الله بخشڻهار ۽ ٻاجهارو آهي. پوءِ جڏهن پنهنجي حج جا ڪم

سِكَكُمْ فَاذْكُرُوا اللّٰهَ كَذِكْرِكُمْ اٰبَاۗءَكُمْ اَوْ اَشَدَّ ذِكْرًا ۭ فَمِنَ النَّاسِ

پورا ڪري چڪيو ٣٨٥ ته الله جو ذڪر ڪريو جيئن پنهنجن ابن ڏاڏن جو ذڪر ڪندا هئا ٣٨٦ بلڪ ان کان به وڌيڪ

مَنْ يَّقُوْلُ رَبَّنَآ اٰتِنَا فِى الدُّنْيَا وَمَا لَهٗ فِى الْاٰخِرَةِ مِنْ

ڪو ماڻهو هيئن چوي ٿو ته اي اسان جا پالڻهار اسان کي دنيا ۾ ڏي ۽ آخرت ۾ ان جو ڪو حصو

خَلَاقٍ ﴿۲۰۰﴾ وَمِنْهُمْ مَّنْ يَّقُوْلُ رَبَّنَآ اٰتِنَا فِى الدُّنْيَا حَسَنَةً وَّفِى

ڪونه آهي. ۽ ڪو هيئن چوي ٿو ته اي اسان جا پالڻهار اسان کي دنيا ۾ ڀلائي ڏي ۽ اسان کي

٣٧٢ مسئلو:- مڪي وارن جي لاءِ نه تمتع آهي ۽ نه قران ۽ مواقيت جي حدن جي اندر رهڻ وارا مڪي وارن ۾ داخل آهن. مواقيت پنج آهن: ذوالحليفه[1]، ذات عرق[2] جحفه[3]، قرن[4] ۽ يلملم[5]. ذوالحليفه مديني وارن لاءِ، ذات عرق عراق وارن لاءِ، جحفه شام وارن جي لاءِ، قرن نجد وارن لاءِ ۽ يلملم يمن وارن لاءِ. ٣٧٣ شوال، ذوالقعده ۽ ذوالحج جون ڏهه تاريخون. حج جا فعل انهن ڏينهن ۾ درست آهن. مسئلو:- جيڪڏهن ڪنهن انهن ڏينهن کان اڳ حج جو احرام ٻڌو ته جائز آهي پر ڪراهت سان. ٣٧٤ يعني حج کي پاڻ تي لازم ۽ واجب ڪري احرام ٻڌي يا تلبيه چئي يا هدي وڪاهي ڪري. هن تي اهي شيون لازم آهن، جن جو اڳتي ذڪر فرمايو وڃي ٿو. ٣٧٥ رفث، جماع يا عورتن جي اڳيان جماع جو ذڪر ڪرڻ يا فحش ڪلام ڪرڻ آهي، نڪاح ان ۾ داخل نه آهي. مسئلو: مُحرِم يا مُحرِمه جو نڪاح جائز آهي. مجامعت جائز نه آهي. فسوق مان گناه ۽ برايون ۽ جدال مان جهڳڙو مراد آهي. چاهي اهو پنهنجي رفيقن يا خادمن سان هجي يا ٻين سان. ٣٧٦ برائين جي منع ڪرڻ کان پوءِ نيڪين جي ترغيب فرمايائين ته فسق جي بجاءِ تقويٰ ۽ جدال جي بجاءِ اخلاق حميده اختيار ڪريو. ٣٧٧ شان نزول:- ڪي يمني حج جي لاءِ بغير سامان جي روانا ٿيندا هئا ۽ پنهنجو پاڻ کي متوڪل چوندا هئا ۽ مڪي شريف پهچي سوال شروع ڪندا هئا ۽ ڪڏهن غصب ۽ خيانت جا مرتڪب ٿيندا هئا. انهن جي حق ۾ هيءَ آيت نازل ٿي ۽ حڪم ٿيو ته سفر جو سامان وٺي هلو ۽ ٻين تي بار نه وجهو سوال نه ڪريو. جو بهتر سفر جو سامان پرهيزگاري آهي. هڪ قول هيءَ آهي ته تقويٰ جو توشو ساڻ کڻو. جهڙيءَ طرح دنيوي سفر جي لاءِ توشو ضروري آهي، اهڙيءَ طرح آخرت جي سفر جي لاءِ پرهيزگاري جو توشو لازم آهي. ٣٧٨ يعني عقل جي اقتضا الله جو خوف آهي. جيڪو الله کان نه ڊڄي اهو بي عقلن وانگر آهي. ٣٧٩ شان نزول: ڪن مسلمانن خيال ڪيو ته جنهن حج جي واٽ ۾ واپار ڪيو يا اُٺ ڪرائي تي هلايو، اُن جو حج ئي ڪهڙو! اُن تي هيءَ آيت نازل ٿي. مسئلو: جيستائين واپار سان حج جي فعلن جي ادا ڪرڻ ۾ فرق نه اچي ته اُن وقت تائين واپار مباح آهي. ٣٨٠ عرفات هڪ مقام جو نالو آهي، جيڪو موقف آهي. ضحاڪ جو قول آهي ته حضرت آدم ۽ حوّا جدائي کان پوءِ ، نائين ذوالحج جو عرفات جي مقام تي گڏ ٿيا ۽ ٻنهي ۾ تعارف ٿيو، ان ڪري ان ڏينهن جو نالو عرفه ۽ ان مقام جو نالو عرفات ٿيو. هڪ قول هي آهي ته جڏهن ته ٻنهي ان ڏينهن پنهنجن گناهن جو اعتراف ڪيو ٿي، ان ڪري اُن ڏينهن جو نالو عرفه آهي. مسئلو:- عرفات ۾ بيهڻ فرض آهي، جو ته بغير بيهڻ جي فيض حاصل ڪرڻ متصور نه آهي. ٣٨١ تلبيه تهليل، تڪبير، ثنا ۽ دعا سان يا مغرب ۽ عشا جي نماز سان. ٣٨٢ مشعر حرام قزح جبل آهي، جنهن تي امام بيهندو آهي. مسئلو:- محسّر واديءَ کان سواءِ سمورو مزدلفو موقف آهي، ان ۾ بيهڻ واجب آهي. عذر کان سواءِ ڇڏڻ سان جانور ذبح ڪرڻ واجب اچي ٿو ۽ مشعر حرام وٽ بيهڻ افضل آهي. ٣٨٣ ذڪر ۽ عبادت جا طريقا نه ڄاڻندا هيؤ. ٣٨٤ قريش مزدلفه ۾ رهندا هئا ۽ سڀني ماڻهن سان گڏ عرفات ۾ نه بيهندا هئا. جڏهن ماڻهو عرفات کان موٽندا هئا ته هي مزدلفه کان موٽندا هئا ۽ ان ۾ پنهنجي وڏائي سمجهندا هئا. هن آيت ۾ انهن کي حڪم ڏنو ويو ته سڀني سان گڏ عرفات ۾ بيهو ۽ گڏ موٽو. هن آيت ۾ انهن کي حڪم ڏنو ويو ته سڀني سان گڏ عرفات ۾ بيهو ۽ گڏ موٽو. اهائي حضرت ابراهيم ۽ اسماعيل عليهما السلام جي سنت آهي. ٣٨٥ حج جي طريقي جو مختصر بيان ته حاجي اٺين ذوالحج جي صبح جو مڪي شريف کان منا جي طرف روانو ٿئي، اتي عرفه يعني نائين ذوالحج جي صبح تائين رهي. انهيءَ ڏينهن منا کان عرفات اچي. زوال کان پوءِ امام ۾ خطبا پڙهي. اتي حاجي ٻيپهريءَ ۽ ٽيپهريءَ جي نماز امام سان گڏ ٻيپهريءَ جي وقت ۾ گڏ ڪري پڙهي. انهن ٻن نمازن جي لاءِ آذان هڪ ٿيندي ۽ تڪبيرون ٻه ۽ ٻنهيءَ نمازن جي وچ ۾ ٻيپهريءَ جي سنت کان سواءِ ڪو به نفل نه پڙهيو وڃي. ان گڏ ڄاڻيءَ جي لاءِ امام اعظم ضروري آهي. جيڪڏهن امام اعظم نه هجي يا گمراه بد مذهب هجي ته هر هڪ نماز اڪيلي پنهنجي پنهنجي وقت ۾ پڙهي وڃي ۽ عرفات ۾ سج لهڻ تائين رهي، پوءِ مزدلفه جي طرف موٽي ۽ قزح جبل جي ويجهو بيهي. مزدلفه ۾ مغرب ۽ عشا جي نماز گڏ ڪري عشا جي وقت پڙهي ۽ فجر جي نماز تمام پهرين وقت اونداهي ۾ پڙهي. محسّر واديءَ کان سواءِ سمورو مزدلفو ۽ عرنه بطن کان سواءِ سمورو عرفات موقف آهي. جڏهن صبح روشن ٿي وڃي ته حاجي قربانيءَ جي ڏينهن يعني ڏهين ذوالحج جو منا جي طرف اچي ۽ بطن واديءَ مان عقبه جمره کي سَت دفعا ڇَڪي، پوءِ جيڪڏهن گهري ته قرباني ڪري، پوءِ وار ڪوڙائي يا ڪترائي، پوءِ قربانيءَ جي ڏينهن مان ڪنهن ڏينهن زيارت جو طواف ڪري، وري منا اچي ۽ تي ڏينهن اقامت ڪري ۽ يارهين جي زوال کان پوءِ ٽنهي جمرن کي جُتي، اُن جمري کان شروع ڪري جيڪو مسجد جي ويجهو آهي، پوءِ جيڪو ان کان پوءِ آهي، پوءِ عقبه جمره هر هڪ کي سَت سَت دفعا، وري ٻيءَ ڏينهن ايئن ئي ڪري، وري ٽئين ڏينهن به ايئن ئي ڪري، پوءِ مڪه مڪرمه جي طرف موٽي اچي (تفصيل فقه جي ڪتابن ۾ ذڪر ٿيل آهي) ٣٨٦ جاهليت جي زماني ۾ عرب حج کان پوءِ ڪعبة الله جي ويجهو پنهنجن ابن ڏاڏن جا فضائل بيان ڪندا هئا. اسلام ۾ ٻڌايو ويو ته هي مشهوريءَ ۽ پاڻ ڏيکاءَ جون بيڪار ڳالهيون آهن. ان جي

الْاٰخِرَةِ حَسَنَةً وَّقِنَا عَذَابَ النَّارِ ﴿٢٠١﴾ اُولٰٓئِكَ لَهُمْ نَصِيْبٌ مِّمَّا

آخرت ۾ ڀلائي ڏي ۽ اسان کي دوزخ جي عذاب کان بچاءِ ٣٨٧ اهڙن کي سندن ڪمائيءَ مان

كَسَبُوْا ؕ وَاللّٰهُ سَرِيْعُ الْحِسَابِ ﴿٢٠٢﴾ وَاذْكُرُوا اللّٰهَ فِيْٓ اَيَّامٍ مَّعْدُوْدٰتٍ ؕ

حصو آهي ٣٨٨ ۽ الله سگهو حساب ڪرڻ وارو آهي. ٣٨٩ ۽ ڳڻيل ڏينهن ۾ الله جو ذڪر ڪريو ٣٩٠

فَمَنْ تَعَجَّلَ فِيْ يَوْمَيْنِ فَلَآ اِثْمَ عَلَيْهِ ۚ وَمَنْ تَاَخَّرَ فَلَآ اِثْمَ

پوءِ جيڪو ٻن ڏينهن ۾ جلدي ڪري هليو وڃي مٿس گناهه ڪونه آهي ۽ جيڪو رهي پوي ته ان تي به ڏوهه ڪونه آهي

عَلَيْهِ ۙ لِمَنِ اتَّقٰى ؕ وَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاعْلَمُوْٓا اَنَّكُمْ اِلَيْهِ تُحْشَرُوْنَ ﴿٢٠٣﴾

پرهيزگار جي لاءِ ٣٩١ ۽ الله کان ڊڄندا رهو ۽ ڄاڻي ڇڏيو ته توهان کي ان جي طرف اُٿڻو آهي

وَمِنَ النَّاسِ مَنْ يُّعْجِبُكَ قَوْلُهٗ فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا وَيُشْهِدُ

۽ ڪو ماڻهو اهو آهي جو دنيا جي زندگيءَ ۾ ان جو ڳالهائڻ توکي سٺو لڳي ٿو ٣٩٢ ۽ پنهنجي دل جي ڳالهه تي

اللّٰهَ عَلٰى مَا فِيْ قَلْبِهٖ ۙ وَهُوَ اَلَدُّ الْخِصَامِ ﴿٢٠٤﴾ وَاِذَا تَوَلّٰى سَعٰى

الله کي شاهد ڪري ٿو ۽ اهو سڀ کان وڌيڪ وڏو جهيڙاڪ آهي. ۽ جڏهن پٺي ڏيندو ته زمين ۾

فِي الْاَرْضِ لِيُفْسِدَ فِيْهَا وَيُهْلِكَ الْحَرْثَ وَالنَّسْلَ ؕ وَاللّٰهُ لَا

فساد وجهندو وتي ۽ پوک ۽ جانيون تباهه ڪري ٿو ۽ الله

يُحِبُّ الْفَسَادَ ﴿٢٠٥﴾ وَاِذَا قِيْلَ لَهُ اتَّقِ اللّٰهَ اَخَذَتْهُ الْعِزَّةُ بِالْاِثْمِ

فساد کان راضي نه آهي. ۽ جڏهن ان کي چيو وڃي ته الله کان ڊڄ ته وڌيڪ گناهه تي ضد وڌيس ٿو

فَحَسْبُهٗ جَهَنَّمُ ؕ وَلَبِئْسَ الْمِهَادُ ﴿٢٠٦﴾ وَمِنَ النَّاسِ مَنْ يَّشْرِيْ

٣٩٣ اهڙي کي دوزخ ڪافي آهي ۽ اهو ضرور نهايت بڇڙو وڇائڻ آهي. ۽ ڪو ماڻهو پنهنجي جان وڪڻي ٿو ٣٩٤

نَفْسَهُ ابْتِغَآءَ مَرْضَاتِ اللّٰهِ ؕ وَاللّٰهُ رَءُوْفٌۢ بِالْعِبَادِ ﴿٢٠٧﴾ يٰٓاَيُّهَا

الله جي راضپي حاصل ڪرڻ لاءِ ۽ الله ٻانهن تي وڏو مهربان آهي. اي

الَّذِيْنَ اٰمَنُوا ادْخُلُوْا فِي السِّلْمِ كَآفَّةً ۠ وَّلَا تَتَّبِعُوْا خُطُوٰتِ

ايمان وارؤ! اسلام ۾ پوري طرح داخل ٿيو ٣٩٥ ۽ شيطان جي قدمن تي

الشَّيْطٰنِ ؕ اِنَّهٗ لَكُمْ عَدُوٌّ مُّبِيْنٌ ﴿٢٠٨﴾ فَاِنْ زَلَلْتُمْ مِّنْۢ بَعْدِ مَا

نه هلو ٣٩٦ بيشڪ اهو اوهان جو کليو کلايو دشمن آهي. ۽ جيڪڏهن چٽا دليل اچڻ کان پوءِ

بجاءِ ذوق ۽ شوق سان الله جو ذڪر ڪريو. مسئلو:- هن آيت مان ڏاڍيان ذڪر ثابت ٿئي ٿو. ٣٨٧ دعا گهرڻ وارن جا ٻه قسم بيان فرمايا ٿين. هڪ اهي ڪافر جن جي دعا ۾ صرف دنيا جي طلب هوندي هئي ۽ آخرت تي انهن جو اعتقاد نه هو، انهن جي حق ۾ ارشاد ٿيو ته آخرت ۾ انهن جو ڪجهه حصو نه آهي. ٻيو اهي ايماندار جيڪي دنيا ۽ آخرت ٻنهي جي ڀلائي جي دعا گهرن ٿا. مسئلو: مؤمن دنيا جي ڀلائي، جيڪا طلب ڪري ٿو، اهو به جائز امر ۽ دين جي تائيد ۽ تقويت جي لاءِ آهي، ان ڪري ان جي هيءَ دعا به دين جي امور مان آهي.

٣٨٨ مسئلو:- هن آيت مان ثابت ٿيو ته دعا ڪمائڻ ۽ اعمال ۾ داخل آهي حديث شريف ۾ آهي ته حضور سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن اڪثر هيءَ دعا فرمائيندا هئا. اَللّٰهُمَّ اٰتِنَا فِي الدُّنْيَا حَسَنَةً وَّفِي الْاٰخِرَةِ حَسَنَةً وَّقِنَا عَذَابَ النَّارِ ٣٨٩ عنقريب قيامت قائم ڪري ٻانهن جو حساب فرمائيندو ته پوءِ گهرجي ته ٻانها ذڪر ۽ دعا ۽ طاعت ۾ جلدي ڪن. (مدارڪ ۽ خازن).

٣٩٠ انهن ڏينهن مان ايام تشريق (١١، ١٢ ۽ ١٣ ذوالحج) ۽ ذڪر الله مان نمازن کان پوءِ ۽ جمرن جي رمي (ٽنهي جي چنڊ) جي وقت تڪبير چوڻ مراد آهي.

٣٩١ ڪن مفسرن جو قول آهي ته جاهليت جي زماني ۾ ماڻهو ٻه ٽولا هئا: ڪي جلدي ڪرڻ وارن کي گنهگار ٻڌائيندا هئا، ڪي رهجي ويندڙن کي. قرآن پاڪ بيان فرمائي ڇڏيو ته انهن ٻنهي مان ڪو به گنهگار نه آهي.

٣٩٢ شان نزول:- هيءَ ۽ هن کان اڳين آيت اخنس بن شريق منافق جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪو حضور سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿي ڪري نهايت عاجزيءَ ۽ خوشامد سان مٺيون مٺيون ڳالهيون ڪندو هو، ۽ پنهنجي اسلام ۽ سائڻ محبت جي دعويٰ ڪندو هو ۽ ان تي قسم کڻندو هو ۽ پرپٺ فساد پکيڙڻ ۾ مصروف رهندو هو. مسلمانن جي چوپاين کي ان هلاڪ ڪيو ۽ سندن پوک کي باهه لڳائي ڇڏي.

٣٩٣ گناهه مان ظلم، سرڪشي ۽ نصيحت جي طرف نه واجهائڻ مراد آهي. (خازن)

٣٩٤ شان نزول:- حضرت صهيب بن سنان رومي مڪه معظمه کان هجرت ڪري حضرت سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ مديني طيبه جي طرف روانو ٿيو. قريش جي مشرڪن جي هڪ جماعت سندس پيڇو ڪيو ته پاڻ سواريءَ تان لٿو ۽ ترڪش مان تير ڪڍي فرمائڻ لڳو ته اي قريشؤ! توهان مان ڪو به مون وٽ نٿو اچي سگهي، جيستائين مان تيرهڻي سارو ترڪش خالي نه ڪري ڇڏيان ۽ پوءِ جيستائين تلوار منهنجي هٿ ۾ رهي، ان سان ماريان، ان وقت توهان جي جماعت جو خاتمو ٿي ويندو. جيڪڏهن توهان منهنجو مال چاهيو جيڪو مڪي مڪرمه ۾ دفن ٿيل آهي ته مان توهان کي ان جو پتو ٻڌايان، توهان مون کي نه ڇيڙيو، اهي ان تي راضي ٿيا ۽ پاڻ پنهنجي سموري مال جو پتو ٻڌائي ڇڏيائين. جڏهن حضور صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ته هيءَ آيت نازل ٿي. حضور جن تلاوت فرمائي ۽ ارشاد فرمايو ته تنهنجي هيءَ جان فروشي وڏي نفعي وارو واپار آهي. ٣٩٥ شان نزول:- ڪتاب وارن مان عبدالله بن سلام ۽ ان جا ساٿي حضور سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن تي ايمان آڻڻ کان پوءِ شريعت موسوي جي ڪن حڪمن تي قائم رهيا، ڇنڇر جي تعظيم ڪندا هئا، ان ڏينهن شڪار کان پاسو ڪرڻ لازم ڄاڻندا هئا ۽ اُٺ جي کير ۽ گوشت کان پرهيز ڪندا هئا ۽ هي خيال ڪندا هئا ته هي شيون اسلام ۾ ته حلال آهن انهن جو ڪرڻ ضروري نه آهي ۽ توريت ۾ انهن کان پاسو ڪرڻ لازم ڪيو ويو آهي ته پوءِ انهن جي ڇڏڻ ۾ اسلام جي مخالفت به نه آهي ۽ شريعت موسويءَ تي عمل به ٿئي ٿو. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ ارشاد فرمايو ويو ته اسلام جي حڪمن جي پوري تابعداري ڪريو يعني توريت جا احڪام منسوخ ٿي ويا، هاڻي انهن مان اخذ نه ڪريو. (خازن) ٣٩٦ ان جي وسوسن ۽ شبهن ۾ نه اچو.

جَآءَتْكُمُ الْبَيِّنٰتُ فَاعْلَمُوْٓا اَنَّ اللّٰهَ عَزِيْزٌ حَكِيْمٌ ﴿٢٠٩﴾ هَلْ يَنْظُرُوْنَ

ٻه ترڙنديون ٣٩٧ ته ڄاڻو ته الله زبردست حڪمت وارو آهي. ڇا جي انتظار ۾

اِلَّآ اَنْ يَّاْتِيَهُمُ اللّٰهُ فِيْ ظُلَلٍ مِّنَ الْغَمَامِ وَ الْمَلٰٓئِكَةُ وَ

آهن ٣٩٨ مگر هي ته الله جو عذاب ڇانيل ڪڪرن ۾ اچي ۽ ملائڪ لهن ٣٩٩ ۽

قُضِيَ الْاَمْرُ ۭ وَاِلَى اللّٰهِ تُرْجَعُ الْاُمُوْرُ ﴿٢١٠﴾ سَلْ بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ

ڪم پورو ڪيو وڃي ۽ سڀني ڪمن جو موٽڻ الله ڏانهن آهي. بني اسرائيلن کان پڇو ته اسان

كَمْ اٰتَيْنٰهُمْ مِّنْ اٰيَةٍۢ بَيِّنَةٍ ۭ وَمَنْ يُّبَدِّلْ نِعْمَةَ اللّٰهِ مِنْۢ بَعْدِ

انهن کي ڪيتريون چٽيون نشانيون ته نه ڏنيون ٤٠٠ ۽ جيڪو الله جي آيل نعمتن کي بدلائي ٿو ٤٠١

مَا جَآءَتْهُ فَاِنَّ اللّٰهَ شَدِيْدُ الْعِقَابِ ﴿٢١١﴾ زُيِّنَ لِلَّذِيْنَ كَفَرُوا

ته پوءِ بيشڪ الله جو عذاب سخت آهي. ڪافرن جي نظرن ۾

الْحَيٰوةُ الدُّنْيَا وَيَسْخَرُوْنَ مِنَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا ۘ وَالَّذِيْنَ اتَّقَوْا

دنيا جي زندگي سينگاري وئي آهي ٤٠٢ ۽ مسلمانن سان مسخري ڪندا آهن ٤٠٣ ۽ ڊپ وارا انهن کان

فَوْقَهُمْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ۭ وَاللّٰهُ يَرْزُقُ مَنْ يَّشَآءُ بِغَيْرِ حِسَابٍ ﴿٢١٢﴾ كَانَ

مٿانهون هوندا قيامت جي ڏينهن ٤٠٤ ۽ خدا جنهن کي وڻيس اڻ ڳڻي روزي ڏئي ٿو.

النَّاسُ اُمَّةً وَّاحِدَةً ۣ فَبَعَثَ اللّٰهُ النَّبِيّٖنَ مُبَشِّرِيْنَ وَ

سڀ ماڻهو هڪ دين تي هئا ٤٠٥ پوءِ الله نبين کي خوشخبري ڏيندڙ ٤٠٦

مُنْذِرِيْنَ ۠ وَاَنْزَلَ مَعَهُمُ الْكِتٰبَ بِالْحَقِّ لِيَحْكُمَ بَيْنَ النَّاسِ

۽ ڊيڄاريندڙ ڪري موڪليو ٤٠٧ ۽ انهن سان سچو ڪتاب لاٿائين ٤٠٨ جيئن اهو ماڻهن ۾

فِيْمَا اخْتَلَفُوْا فِيْهِ ۭ وَمَا اخْتَلَفَ فِيْهِ اِلَّا الَّذِيْنَ اُوْتُوْهُ مِنْۢ

سندن اختلافن جو فيصلو ڪري ۽ ڪتاب ۾ اختلاف انهن ئي ڪيو جن کي ڪتاب ڏنو ويو هو ٤٠٩

بَعْدِ مَا جَآءَتْهُمُ الْبَيِّنٰتُ بَغْيًۢا بَيْنَهُمْ ۚ فَهَدَى اللّٰهُ الَّذِيْنَ

هن کان پوءِ جو انهن وٽ پڌرا حڪم اچي چڪا هئا ٤١٠ هڪٻئي جي سرڪشيءَ ڪان پوءِ الله ايمان

اٰمَنُوْا لِمَا اخْتَلَفُوْا فِيْهِ مِنَ الْحَقِّ بِاِذْنِهٖ ۭ وَاللّٰهُ يَهْدِيْ

وارن کي اها حق ڳالهه پنهنجي حڪم سان سمجهائي جنهن ۾ اختلاف ڪري رهيا هئا ۽ الله

---

٣٩٧ ۽ واضح دليلن جي باوجود اسلام جي واٽ جي خلاف روش اختيار ڪريو.

٣٩٨ ملتِ اسلام جي ڇڏڻ وارا ۽ شيطان جي فرمانبرداري ڪرڻ وارا.

٣٩٩ جيڪي عذاب تي مقرر ٿيل آهن.

٤٠٠ جو انهن جي نبين جي معجزن کي سندن نبوت جي صدق جو دليل بڻايائين. انهن جي ارشاد ۽ انهن جي ڪتابن کي اسلام دين جي حقانيت جو شاهد ڪيائين.

٤٠١ الله جي نعمتن مان آياتِ الاهيه مراد آهن، جيڪي تربيت ۽ هدايت جا سبب آهن ۽ انهن جي ڪري گمراهيءَ کان ڇوٽڪارو حاصل ٿئي ٿو. انهن مان اهي آيتون آهن جن ۾ سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي نعت ۽ صفت ۽ سندن نبوت ۽ رسالت جو بيان آهي. يهودين ۽ نصارن جون تحريفون ان نعمت جي تبديلي آهن.

ع ٢٥ / ١٤ / ٩

٤٠٢ اهي انهيءَ جو قدر ڪن ٿا ۽ ان تي مرن ٿا.

٤٠٣ ۽ دنيوي سامان کان انهن جي بي رغبتي ڏسي انهن جي بي قدري ڪن ٿا. جيئن حضرت عبدالله بن مسعود، عمار بن ياسر، صهيب ۽ بلال رضي الله تعالىٰ عنهم کي ڏسي ڪافر ٺٺوليون ڪندا هئا ۽ دنيا جي دولت جي وڏائيءَ ۾ پنهنجو پاڻ کي بلند سمجهندا هئا.

٤٠٤ يعني ايماندار قيامت جي ڏينهن مرتبي واري حضور ۾ هوندا ۽ ڪافر مغرور جهنم ۾ ذليل ۽ خوار.

٤٠٥ حضرت آدم عليه السلام جي زماني کان حضرت نوح جي زماني تائين سڀ ماڻهو هڪ دين ۽ هڪ شريعت تي هئا. پوءِ انهن ۾ اختلاف ٿيو ته الله تعالىٰ حضرت نوح عليه السلام کي مبعوث فرمايو. هي بعثت ۾ پهريون رسول آهي. (خازن).

٤٠٦ ايماندارن ۽ فرمانبردارن کي ثواب جي (مدارڪ ۽ خازن).

٤٠٧ ڪافرن ۽ نافرمانن کي عذاب کان (خازن).

٤٠٨ جيئن حضرت آدم، شيث ۽ ادريس عليهم السلام تي صحيفا ۽ حضرت موسىٰ تي توريت، حضرت داؤد تي زبور ۽ حضرت عيسىٰ تي انجيل ۽ خاتم الانبيا محمد مصطفىٰ صلى الله عليه وسلم جن تي قرآن پاڪ.

٤٠٩ هيءَ اختلاف تبديل و تحريف ۽ ايمان و ڪفر سان گڏ هو جيئن يهودين ۽ نصارن کان واقع ٿيو. (خازن)

٤١٠ يعني هي اختلاف ناداني سان نه هو بلڪ!

مَنْ يَّشَآءُ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ﴿٢١٣﴾ اَمْ حَسِبْتُمْ اَنْ تَدْخُلُوا

جنهن کي گهري سڌو رستو ڏيکاري ٿو. ڇا اوهان هن گمان ۾ آهيو ته بهشت ۾ هليا

الْجَنَّةَ وَلَمَّا يَاْتِكُمْ مَّثَلُ الَّذِيْنَ خَلَوْا مِنْ قَبْلِكُمْ ؕ مَسَّتْهُمُ

ويندا ۽ اوهان تي اڳين جهڙي روئداد نه آئي آهي ٤١١ انهن کي

الْبَاْسَآءُ وَالضَّرَّآءُ وَزُلْزِلُوْا حَتّٰى يَقُوْلَ الرَّسُوْلُ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا

سختي ۽ تڪليف پهتي ۽ اهي ڏانڊوليا ويا ايستائين جو رسول ٤١٢ ۽ ان جا ايمان

مَعَهٗ مَتٰى نَصْرُ اللّٰهِ ؕ اَلَآ اِنَّ نَصْرَ اللّٰهِ قَرِيْبٌ ﴿٢١٤﴾ يَسْـَٔلُوْنَكَ

وارا ساڻي چوڻ لڳا الله جي مدد ڪڏهن ايندي ٤١٣ ٻڌي ڇڏيو بيشڪ الله جي مدد ويجهي آهي. توهان کان پڇن ٿا

مَاذَا يُنْفِقُوْنَ ؕ قُلْ مَآ اَنْفَقْتُمْ مِّنْ خَيْرٍ فَلِلْوَالِدَيْنِ وَ

٤١٤ ڇا خرچ ڪن اوهان فرمايو ته جو ڪجهه چڱي ڪم ۾ خرچ ڪريو سو ماءُ پيءُ ۽

الْاَقْرَبِيْنَ وَالْيَتٰمٰى وَالْمَسٰكِيْنِ وَابْنِ السَّبِيْلِ ؕ وَمَا تَفْعَلُوْا

ويجهن مائٽن ۽ يتيمن ۽ محتاجن ۽ مسافرن لاءِ آهي ۽ جيڪو به چڱو ڪم

مِنْ خَيْرٍ فَاِنَّ اللّٰهَ بِهٖ عَلِيْمٌ ﴿٢١٥﴾ كُتِبَ عَلَيْكُمُ الْقِتَالُ وَهُوَ كُرْهٌ

ڪندا ٤١٥ بيشڪ الله ان کي ڄاڻندڙ آهي. ٤١٦ اوهان تي فرض ٿيو خدا جي واٽ ۾ وڙهڻ ۽ اهو اوهان کي

لَّكُمْ ۚ وَعَسٰٓى اَنْ تَكْرَهُوْا شَيْـًٔا وَّهُوَ خَيْرٌ لَّكُمْ ۚ وَعَسٰٓى اَنْ تُحِبُّوْا

ناپسند آهي ٤١٧ ۽ عين ممڪن آهي جو ڪا ڳالهه اوهان ناپسند ڪريو ۽ اها اوهان جي حق ۾ ڀلي هجي ۽ عين ممڪن آهي ته ڪا ڳالهه

شَيْـًٔا وَّهُوَ شَرٌّ لَّكُمْ ؕ وَاللّٰهُ يَعْلَمُ وَاَنْتُمْ لَا تَعْلَمُوْنَ ﴿٢١٦﴾ يَسْـَٔلُوْنَكَ

اوهان پسند ڪريو ۽ اها اوهان جي حق ۾ خراب هجي ۽ الله ڄاڻي ٿو ۽ اوهان نه ٿا ڄاڻو. ٤١٨ توهان کان

عَنِ الشَّهْرِ الْحَرَامِ قِتَالٍ فِيْهِ ؕ قُلْ قِتَالٌ فِيْهِ كَبِيْرٌ ؕ وَصَدٌّ

تعظيم واري مهيني ۾ وڙهڻ بابت پڇن ٿا ٤١٩ اوهان فرمايو ته ان ۾ وڙهڻ وڏو گناهه آهي ٤٢٠ ۽ الله

عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ وَكُفْرٌۢ بِهٖ وَالْمَسْجِدِ الْحَرَامِ ۗ وَاِخْرَاجُ اَهْلِهٖ

جي واٽ کان جهلڻ ۽ ان تي ايمان نه آڻڻ ۽ تعظيم واري مسجد کان روڪڻ ۽ سندس رهڻ وارن

مِنْهُ اَكْبَرُ عِنْدَ اللّٰهِ ۚ وَالْفِتْنَةُ اَكْبَرُ مِنَ الْقَتْلِ ؕ وَلَا يَزَالُوْنَ

کي ان مان ٻاهر ڪڍڻ ٤٢١ اهي الله وٽ ان کان به وڏا گناهه آهن ۽ انهن جو فتنو ٤٢٢ قتل کان وڏو آهي ٤٢٣

٤١١ ۽ جهڙيون سختيون انهن تي گذري ويون، اجا تائين توهان کي پيش نه آيون. شان نزول:- هي آيت جنگ احزاب جي متعلق نازل ٿي، جتي مسلمانن کي سردي ۽ بک وغيره جون سخت تڪليفون پهتيون هيون. هن ۾ انهن کي صبر جي تلقين فرمائي ويئي ۽ ٻڌايو ويو ته خدا جي واٽ ۾ تڪليفون برداشت ڪرڻ اڳ کان خدا جي خاص ٻانهن جو معمول رهيو آهي، اڃا ته توهان کي اڳين جهڙيون تڪليفون پهتيون به نه آهن. بخاري شريف ۾ حضرت خباب بن ارت رضي الله تعالیٰ عنه کان روايت آهي ته حضور سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن ڪعبة الله جي پاڇي ۾ پنهنجي چادر مبارڪ سان ٽيڪ لڳائي تشريف فرما هئا. اسان حضور جن کي عرض ڪيو ته حضور اسان جي لاءِ دعا ڇو نه ٿا فرمايو، اسان جي مدد ڇو نه ٿا ڪريو. فرمايائون توهان کان اڳ ماڻهو گرفتار ڪيا ويندا هئا، زمين ۾ کڏ ون کوٽي انهن ۾ دٻايا ويندا هئا، آري سان چيري ٻه ٽڪر ڪيا ويندا هئا ۽ لوهه جي ڦلين سان انهن جو گوشت پٽيو ويندو هو ۽ انهن مان ڪا مصيبت انهن کي سندن دين کان روڪي نه سگهندي هئي.

٤١٢ يعني سختيون انداز کي پهچي ويئي جو انهن امتن جا رسول ۽ انهن جا فرمانبردار مؤمن به مدد جي طلب ۾ جلدي ڪرڻ لڳا، باوجود ان جي، جو رسول وڏا صبر وارا هوندا آهن ۽ انهن جا ساٿي به، پر انهن انتهائي مصيبتن جي باوجود به اهي ماڻهو پنهنجي دين تي قائم رهيا ۽ ڪا مصيبت ۽ تڪليف انهن جي حال کي تبديل نه ڪري سگهي.

٤١٣ ان جي جواب ۾ انهن کي تسلي ڏني ويئي ۽ هي ارشاد ٿيو.

٤١٤ شان نزول:- هي آيت عمرو بن جموح جي جواب ۾ نازل ٿي. جيڪو پوڙهو شخص هو ۽ وڏو مالدار هو، ان حضور سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن کان سوال ڪيو هو ته ڇا خرچ ڪريون، ڪنهن تي خرچ ڪريون. هن آيت ۾ ان کي ٻڌايو ويو ته جنهن قسم جو ۽ جنهن قدر ٿورو يا گهڻو مال خرچ ڪريو ان ۾ ثواب آهي ۽ ان جا حقدار اهي آهن. مسئلو:- آيت ۾ نفلي صدقي جو بيان آهي. ماءُ پيءُ کي زڪواة ۽ واجبي صدقا ڏيڻ جائز نه آهن (جمل وغيره).

٤١٥ هيءَ هر نيڪي کي عام آهي، خرچ ڪرڻ هجي يا ٻيو ڪجهه ۽ باقي حقدار به ان ۾ اچي ويا.

٤١٦ ان جي جزا عطا فرمائيندو.

٤١٧ مسئلو:- جهاد فرض آهي، جڏهن ان جا شرط لڌا وڃن. جيڪڏهن ڪافر مسلمانن جي ملڪ تي چڙهائي ڪن ته جهاد عين فرض ٿئي ٿو. ورنه فرض ڪفايه.



٤١٨ جو توهان جي حق ۾ ڀلو آهي ته پوءِ توهان تي لازم آهي ته الله جي حڪم جي اطاعت ڪريو ۽ ان کي ئي بهتر سمجهو، توڙي اهو توهان جي نفس تي ڳرو هجي. ٤١٩ شان نزول:- سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن، عبدالله بن جحش جي اڳواڻي ۾ مجاهدن جي هڪ جماعت رواني ڪئي هئي جن مشرڪن سان جنگ ڪئي، انهن جو خيال هو ته اهو ڏينهن جمادی الآخر جو آخري ڏينهن آهي مگر حقيقت ۾ چنڊ ٢٩ جو ٿي ويو ۽ اها رجب جي پهرين تاريخ هئي، ان تي ڪافرن، مسلمانن کي عار ڏياريو ته توهان حرام مهيني ۾ جنگ ڪئي ۽ حضور جن کان ان جي متعلق سوال ٿيڻ لڳا، ان تي هيءَ آيت نازل ٿي. ٤٢٠ مگر اصحابن کان هي گناهه واقع نه ٿيو ڇو ته انهن کي چنڊ ٻيهڻ جي خبر نه هئي، انهن وٽ اهو ڏينهن حرام مهيني رجب جو نه هو. مسئلو:- حرام مهينن ۾ جنگ جي حرمت جو حڪم اُقْتُلُوا الْمُشْرِكِيْنَ حَيْثُ وَجَدْتُّمُوْهُمْ آيت مان منسوخ ٿي ويو. ٤٢١ جيڪو مشرڪن کان واقع ٿيو جو انهن حضور سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن ۽ سندن اصحابن کي حديبيه جي سال ڪعبي معظم کان روڪيو ۽ مڪي معظم ۾ سندن قيام دوران ڪين ۽ سندن صحابن کي ايترا ايذاءَ ڏنا، اٺون جو انهن هجرت ڪرڻي پيئي. ٤٢٢ يعني مشرڪ جو، اهي شرڪ ڪن ٿا ۽ سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن ۽ مؤمنن کي مسجد حرام کان روڪين ۽ قسمين قسمين ايذاءَ ڏين ٿا. ٤٢٣ ڇو ته قتل ڪن حالتن ۾ مباح ٿئي ٿو ۽ ڪفر ڪنهن حال ۾ مباح نه آهي ۽ هتي تاريخ جو مشڪوڪ ٿيڻ معقول عذر آهي ۽ ڪافرن جي ڪفر جي لاءِ ته ڪو عذر ئي نه آهي.

يُقَاتِلُوْنَكُمْ حَتّٰى يَرُدُّوْكُمْ عَنْ دِيْنِكُمْ اِنِ اسْتَطَاعُوْا ؕ وَمَنْ

جيڪڏهن وَس پڄين ته اهي اوهان سان هميشه وڙهندا رهندا ايستائين جو اوهان کي اوهان جي دين کان ڦيرائي ڇڏين ٤٢٤ ۽ اوهان مان

يَّرْتَدِدْ مِنْكُمْ عَنْ دِيْنِهٖ فَيَمُتْ وَهُوَ كَافِرٌ فَاُولٰٓئِكَ حَبِطَتْ

جيڪو پنهنجي دين کان ڦرندو پوءِ ڪافر ٿي مرندو ته انهن ماڻهن جي ڪمائي

اَعْمَالُهُمْ فِى الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ ۚ وَاُولٰٓئِكَ اَصْحٰبُ النَّارِ ۚ هُمْ

دنيا ۽ آخرت ۾ ٤٢٥ ڇٽ ٿي وئي ۽ اهي ئي دوزخي آهن ڪين

فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ﴿٢١٧﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَالَّذِيْنَ هَاجَرُوْا وَجٰهَدُوْا

انهيءَ ۾ هميشه رهڻو آهي. جن ايمان آندو ۽ جن الله جي لاءِ پنهنجو گهر بار ڇڏيو

فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ۙ اُولٰٓئِكَ يَرْجُوْنَ رَحْمَتَ اللّٰهِ ؕ وَاللّٰهُ غَفُوْرٌ

۽ الله جي واٽ ۾ وڙهيا اهي ئي الله جي رحمت جا اميد وار آهن ۽ الله بخشڻهار

رَّحِيْمٌ ﴿٢١٨﴾ يَسْئَلُوْنَكَ عَنِ الْخَمْرِ وَالْمَيْسِرِ ؕ قُلْ فِيْهِمَآ اِثْمٌ كَبِيْرٌ

ٻاجهارو آهي ٤٢٥ (الف) توهان کان شراب ۽ جوا جو حڪم پڇن ٿا. اوهان فرمايو ته انهن ٻنهي ۾ وڏو گناه آهي

وَّمَنَافِعُ لِلنَّاسِ ۫ وَاِثْمُهُمَآ اَكْبَرُ مِنْ نَّفْعِهِمَا ؕ وَيَسْئَلُوْنَكَ

۽ ماڻهن لاءِ ڪجهه دنيوي نفعو به آهي پر انهن ٻنهي جو گناه سندن نفعي کان گهڻو وڏو آهي ٤٢٦ ۽ توهان کان پڇن ٿا

مَاذَا يُنْفِقُوْنَ ۬ؕ قُلِ الْعَفْوَ ؕ كَذٰلِكَ يُبَيِّنُ اللّٰهُ لَكُمُ الْاٰيٰتِ

ته ڇا خرچ ڪن ٤٢٧ اوهان فرمايو جيڪو واڌارو بچي ٤٢٨ اهڙيءَ طرح الله اوهان لاءِ آيتون بيان

لَعَلَّكُمْ تَتَفَكَّرُوْنَ ﴿٢١٩﴾ ۙ فِى الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ ؕ وَيَسْئَلُوْنَكَ عَنِ

ڪندو آهي ته مَن اوهان سوچ ڪري. دنيا ۽ آخرت جا ڪم ڪريو ٤٢٩ ۽ توهان کان يتيمن جو مسئلو پڇن ٿا

الْيَتٰمٰى ؕ قُلْ اِصْلَاحٌ لَّهُمْ خَيْرٌ ؕ وَاِنْ تُخَالِطُوْهُمْ فَاِخْوَانُكُمْ ؕ

٤٣٠ اوهان فرمايو ته انهن جو ڀلو ڪرڻ بهتر آهي ۽ جيڪڏهن پنهنجو ۽ انهن جو خرچ ملايو ته اهي توهان جا ڀائر آهن

وَاللّٰهُ يَعْلَمُ الْمُفْسِدَ مِنَ الْمُصْلِحِ ؕ وَلَوْ شَآءَ اللّٰهُ لَاَعْنَتَكُمْ ؕ

۽ الله بگاڙيندڙ کي سڌاريندڙ کان وڌيڪ سڃاڻي ٿو ۽ جيڪڏهن الله گهري ها ته اوهان کي تڪليف ۾ وجهي ها

اِنَّ اللّٰهَ عَزِيْزٌ حَكِيْمٌ ﴿٢٢٠﴾ وَلَا تَنْكِحُوا الْمُشْرِكٰتِ حَتّٰى يُؤْمِنَّ ؕ

بيشڪ الله زبردست حڪمت وارو آهي. ۽ مشرڪ عورتن سان نڪاح نه ڪريو جيستائين مسلمان نه ٿين ٤٣١

٤٢٤ هن ۾ خبر ڏني وئي ته ڪافر مسلمانن سان هميشه دشمني رکندا، ڪڏهن ان جي خلاف نه ٿيندو ۽ جيستائين انهن کان ممڪن ٿيندو اهي مسلمانن کي دين کان ڦيرائڻ جي ڪوشش ڪندا رهندا. اِنِ اسْتَطَاعُوْا مان فائدو حاصل ٿئي ٿو ته الله تعالىٰ جي ڪرم سان اهي پنهنجيءَ ان مراد ۾ ناڪام رهندا. ٤٢٥ مسئلو:- هن آيت مان معلوم ٿيو ته مرتد ٿي وڃڻ سان سڀ عمل باطل ٿي وڃن ٿا. آخرت ۾ هن طرح جو انهن تي ڪو اجر ۽ ثواب نه آهي ۽ دنيا ۾ هن طرح ته شريعت مرتد جي قتل جو حڪم ڏئي ٿي. ان جي زال ان تي حلال نه ٿي رهي، اهو پنهنجن مائٽن جي ورثي وٺڻ جو حقدار نه ٿو رهي، سندس مال معصوم نه ٿو رهي، سندس مدح ثناءِ امداد جائز نه آهي. (روح البيان وغيره). ٤٢٥ (الف) شانِ نزول:- عبدالله بن جحش جي اڳوائيءَ ۾ جيڪي مجاهد موڪليا ويا هئا، انهن جي بنسبت ڪن ماڻهن چيو ته جڏهن ته انهن کي خبر ڪانه هئي ته هي ڏينهن رجب جو آهي، ان ڪري ان ڏينهن جنگ ڪرڻ گناه نه ٿيو پر ان جو ڪجهه ثواب به نه ملندو. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ ٻڌايو ويو ته انهن جو هيءُ عمل مقبول آهي ۽ ان تي انهن کي الله جي رحمت ۾ اميد وار رهڻ گهرجي ۽ هيءَ اميد ضرور پوري ٿيندي. (خازن). مسئلو:- يَرْجُوْنَ مان ثابت ٿيو ته عمل سان اجر واجب نه ٿو ٿئي پر ثواب ڏيڻ صرف الله جو فضل آهي. ٤٢٦ حضرت علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنه فرمايو ته جيڪڏهن شراب جو هڪ قطرو کوهه ۾ ڪري پوي پوءِ ان هنڌ منارو ناهيو وڃي ته مان ان تي اذان نه ڏيندس ۽ جيڪڏهن درياءَ ۾ شراب جو قطرو پوي، پوءِ درياءَ خشڪ ٿي وڃي ۽ اتي گاهه پيدا ٿئي ته مان ان ۾ پنهنجن جانورن کي نه چاريندس. سبحان الله! گناهه کان ڪيتري قدر نفرت آهي رَزَقَنَا اللّٰهُ تَعَالىٰ اِتِّبَاعَهُمْ. شراب ٣ھ ۾ جنگ احزاب کان ڪجهه ڏينهن پوءِ حرام ڪيو ويو، ان کان اڳ هي ٻڌايو ويو هو ته جوا ۽ شراب جو گناه سندن نفعي کان زياده آهي. نفعو ته هي آهي جو شراب سان ڪجهه سرور پيدا ٿئي ٿو يا ان جي خريد و فروخت سان واپاري نفعو ٿئي ٿو ۽ جوا ۾ ڪڏهن مفت جو مال هٿ اچي ٿو ۽ گناهن ۽ برائين جو ڪهڙو ڳاڻاٽو، عقل جو زوال، غيرت ۽ عزت جو زوال، عبادتن کان محرومي، ماڻهن سان دشمنيون، سڀني جي نظر ۾ خوار ٿيڻ، دولت ۽ مال جو ضايع ٿيڻ. هڪ روايت ۾ آهي ته جبرئيل امين حضور پُرنور سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي حضور ۾ عرض ڪيو ته الله تعالىٰ کي جعفر طيار جون چار خصلتون پسند آهن. حضور انور جن حضرت جعفر رضي الله عنه کان معلوم ڪيو ته ان عرض ڪيو ته هڪ هي آهي ته مون ڪڏهن شراب نه پيتو يعني حرمت جي حڪم کان اڳ به ۽ ان جو سبب هي هو ته مان ڄاڻندو هوس ته ان سان عقل زائل ٿئي ٿو ۽ مان چاهيندو هوس ته عقل اڃا به زياده ٿئي. ٻي عادت هيءَ آهي ته جاهليت جي زماني ۾ به مان ڪڏهن بُتن جي پوڄا نه ڪئي.  ڇو ته مان ڄاڻندو هوس ته اهي پٿر آهن. نه نفعو ڏيئي سگهن نه نقصان. ٽين عادت هيءَ آهي ته مان ڪڏهن زنا ۾ مبتلا نه ٿيس جو ان کي بي غيرتي سمجهندو هوس. چوٿين خصلت هيءَ آهي ته مان ڪڏهن ڪوڙ نه ڳالهايو ڇو ته مان ان کي نالائقي خيال ڪندو هوس. مسئلو:- شطرنج، تاس وغيره، هار جيت جي راند ۽ جن تي شرط لڳائي وڃي، سڀ جوا ۾ داخل ۽ حرام آهن. (روح البيان). ٤٢٧ شانِ نزول:- سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن مسلمانن کي صدقي ڏيڻ جي رغبت ڏياري ته ڪانئن معلوم ڪيو ويو ته مقدار ارشاد فرمايو ته ڪيترو مال خدا جي واٽ ۾ ڏنو وڃي. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي. (خازن). ٤٢٨ يعني جيترو توهان جي ضرورت کان زياده هجي. اسلام جي شروعات ۾ ضرورت کان وڌيڪ مال خرچ ڪرڻ فرض هو. صحابه ڪرام پنهنجي مال مان پنهنجي ضرورت جيترو رکي باقي الله جي واٽ ۾ صدقو ڪري ڇڏيندا هئا. هي حڪم زڪواة جي آيت سان منسوخ ٿي ويو. ٤٢٩ ته جيترو توهان جي دنيوي ضرورت جي لاءِ ڪافي هجي، اهو رکي باقي سڀ پنهنجي آخرت جي فائدي لاءِ خيرات ڪري ڇڏيو. (خازن). ٤٣٠ ته انهن جي مالن کي پنهنجي مال سان ملائڻ جو ڇا حڪم آهي. شانِ نزول:- اِنَّ الَّذِيْنَ يَاْكُلُوْنَ اَمْوَالَ الْيَتٰمٰى ظُلْمًا واري آيت جي نازل ٿيڻ کان پوءِ ماڻهن يتيمن جا مال جدا ڪري ڇڏيا ۽ انهن جو کاڌو پيتو جدا ڪري ڇڏيو. هن ۾ هي صورتون به پيش آيون ته جيڪو کاڌو يتيم لاءِ پچايائون ٿي ۽ ان مان ڪجهه بچي پيو ته اهو خراب ٿي ويو ۽ ڪنهن جي ڪم نه آيو. ان ۾ يتيمن جو نقصان ٿيو. اهي صورتون ڏسي حضرت عبدالله بن رواحه، حضور سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن کي عرض ڪيو ته جيڪڏهن يتيم جي مال جي حفاظت جي نظر سان ان جو کاڌو سندس وارث پنهنجي کاڌي سان گڏ ملائي ته ان جو ڪهڙو حڪم آهي. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ يتيمن جي فائدي جي لاءِ ملائڻ جي اجازت ڏني وئي. ٤٣١ شانِ نزول:- حضرت مرثد غنوي هڪ بهادر شخص هو. سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن کيس مڪي مڪرم روانو ڪيو ته جيئن اتان تدبير سان مسلمانن کي ڪڍي اچي. اتي عناق نالي هڪ مشرڪ عورت هئي، جيڪا جاهليت جي زماني ۾ ان سان محبت رکندي هئي، هوءَ حسين ۽ مالدار هئي. جڏهن ان کي هن جي اچڻ جي خبر پيئي ته هوءَ هن وٽ آئي ۽ وصال جي طالب ٿي. هن الله جي خوف ڪري ان کان پاسو ڪيو ۽ کيس فرمايائين ته اسلام ان جي اجازت نه ٿو ڏئي. تڏهن ان نڪاح جي درخواست ڪئي. هن فرمايائين ته هي به رسول الله صلى الله عليه وسلم جي اجازت تي موقوف آهي. پنهنجي ڪم کان فارغ ٿي جڏهن خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيو ته اهو احوال عرض ڪري نڪاح بابت

وَلَاَمَةٌ مُّؤْمِنَةٌ خَيْرٌ مِّنْ مُّشْرِكَةٍ وَّلَوْ اَعْجَبَتْكُمْ ۚ وَلَا تُنْكِحُوا

۽ بيشڪ مسلمان ٻانهي مُشرڪياڻيءَ کان ڀلي آهي ٤٣٢ جيتوڻيڪ مُشرڪياڻي اوهان کي وڻندي هجي ۽ مشرڪن کي

الْمُشْرِكِيْنَ حَتّٰى يُؤْمِنُوْا ؕ وَلَعَبْدٌ مُّؤْمِنٌ خَيْرٌ مِّنْ مُّشْرِكٍ

نڪاح ۾ نه ڏيو جيستائين اهي ايمان نه آڻين ٤٣٣ ۽ بيشڪ مسلمان ٻانهو مشرڪ کان ڀلو آهي

وَّلَوْ اَعْجَبَكُمْ ؕ اُولٰٓئِكَ يَدْعُوْنَ اِلَى النَّارِ ۖۚ وَاللّٰهُ يَدْعُوْٓا

جيتوڻيڪ اهو اوهان کي وڻندو هجي اهي دوزخ جي طرف سڏن ٿا ٤٣٤ ۽ الله جنت ۽

اِلَى الْجَنَّةِ وَالْمَغْفِرَةِ بِاِذْنِهٖ ۚ وَيُبَيِّنُ اٰيٰتِهٖ لِلنَّاسِ لَعَلَّهُمْ

بخشش ڏانهن سڏي ٿو پنهنجي حڪم سان ۽ پنهنجون آيتون ماڻهن لاءِ بيان ڪري ٿو ته متان اهي

يَتَذَكَّرُوْنَ ﴿٢٢١﴾ ع وَيَسْـَٔلُوْنَكَ عَنِ الْمَحِيْضِ ؕ قُلْ هُوَ اَذًى ۙ

نصيحت وٺن. ۽ توهان کان حيض جو حڪم پڇن ٿا ٤٣٥ اوهان فرمايو ته اها پليتي آهي

فَاعْتَزِلُوا النِّسَآءَ فِى الْمَحِيْضِ ۙ وَلَا تَقْرَبُوْهُنَّ حَتّٰى

سو حيض جي ڏينهن ۾ عورتن کان الڳ رهو ۽ انهن سان قربت نه ڪريو جيستائين

يَطْهُرْنَ ۚ فَاِذَا تَطَهَّرْنَ فَاْتُوْهُنَّ مِنْ حَيْثُ اَمَرَكُمُ اللّٰهُ ؕ

پاڪ نه ٿين، پوءِ جڏهن پاڪ ٿين ته انهن وٽ وڃو جتان الله اوهان کي حڪم ڏنو آهي

اِنَّ اللّٰهَ يُحِبُّ التَّوَّابِيْنَ وَيُحِبُّ الْمُتَطَهِّرِيْنَ ﴿٢٢٢﴾ نِسَآؤُكُمْ

بيشڪ الله توبهه ڪندڙن کي گهڻو پسند ڪري ٿو ۽ پاڪائي ڪندڙن کي پسند فرمائي ٿو. توهان جون زالون

حَرْثٌ لَّكُمْ ۠ فَاْتُوْا حَرْثَكُمْ اَنّٰى شِئْتُمْ وَقَدِّمُوْا لِاَنْفُسِكُمْ ؕ

توهان لاءِ ٻنيون آهن پوءِ اچو پنهنجي ٻنيءَ ۾ جيئن وڻيو ٤٣٦ ۽ پنهنجي ڀلائيءَ جو ڪم پهريائين ڪريو ٤٣٧

وَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاعْلَمُوْٓا اَنَّكُمْ مُّلٰقُوْهُ ؕ وَبَشِّرِ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿٢٢٣﴾

۽ الله کان ڊڄندا رهو ۽ ڄاڻو ته اوهان کي اُن سان ملڻو آهي ۽ اي محبوب ايمان وارن کي خوشخبري ڏي.

وَلَا تَجْعَلُوا اللّٰهَ عُرْضَةً لِّاَيْمَانِكُمْ اَنْ تَبَرُّوْا وَتَتَّقُوْا

۽ الله کي پنهنجن قسمن جو نشانو نه بڻايو ٤٣٨ جو احسان ۽ پرهيزگاري ۽ ماڻهن ۾

وَتُصْلِحُوْا بَيْنَ النَّاسِ ؕ وَاللّٰهُ سَمِيْعٌ عَلِيْمٌ ﴿٢٢٤﴾ لَا يُؤَاخِذُكُمُ

صلح ڪرڻ کان قسم کڻي ڇڏيو ۽ الله ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي. الله اوهان کي نه ٿو پڪڙ ڪري

معلوم ڪيائين. اُن تي هيءَ آيت نازل ٿي. (تفسير احمدي) ڪن عالمن فرمايو جيڪو نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن سان ڪفر ڪري اهو مشرڪ آهي پر الله کي اڪيلو ئي ڄاڻندو هجي ۽ توحيد جو دعويدار هجي. (خازن).

٤٣٢ شان نزول:- هڪ ڏينهن عبدالله بن رواحه ڪنهن خطا تي پنهنجي ٻانهيءَ کي ٿڦ هنئي. پوءِ خدمت اقدس ۾ حاضر ٿي ان جو ذڪر ڪيائين. سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن ان جو حال معلوم ڪيو. عرض ڪيائين ته اها الله تعالىٰ جي وحدانيت ۽ حضور جن جي رسالت جي شاهدي ڏئي ٿي، رمضان جا روزا رکي ٿي سهڻو وضو ڪري ٿي. حضور جن فرمايو ته اها مؤمنه آهي، عرض ڪيائين ان جو قسم جنهن توهان کي سچو نبي بڻائي مبعوث فرمايو، مان ان کي آزاد ڪري ان سان نڪاح ڪندس، ۽ ان ائين ئي ڪيو. اُن تي ماڻهن طعنا ڏيڻ شروع ڪيا ته توهان هڪ ڪاري رنگ واري ٻانهيءَ سان نڪاح ڪيو، باوجوديڪ فلاڻي آزاد مشرڪ عورت تنهنجي لاءِ حاضر آهي، اها سهڻي به آهي ۽ مالدار به آهي، اُن تي هيءَ آيت نازل ٿي وَلَاَمَةٌ مُّؤْمِنَةٌ يعني مسلمان ٻانهي مشرڪ آزاد کان ڀلي آهي توڙي حُسن ۽ مال جي سبب سُٺي معلوم ٿيندي هجي.

ع ٢٧ ٥ ١١

٤٣٣ هيءَ عورت جي وارثن کي خطاب آهي. مسئلو: مسلمان عورت جو نڪاح مشرڪ ۽ ڪافر سان باطل ۽ حرام آهي.

٤٣٤ ته پوءِ انهن کان پاسو ضروري ۽ انهن سان دوستي ۽ ويجهڙائي ناجائز آهي.

٤٣٥ شان نزول:- عرب جا ماڻهو يهودين ۽ مجوسين وانگر حيض وارين عورتن کان گهڻي نفرت ڪندا هئا. کائڻ پيئڻ ۽ هڪ گهر ۾ رهڻ کين پسند نه هو. بلڪ سختي ايستائين پهچي ويئي هئي جو انهن جي طرف ڏسڻ ۽ انهن سان ڳالهائڻ به حرام سمجهندا هئا؛ ۽ نصارا انهن جي برعڪس حيض جي ڏينهن ۾ عورتن سان وڏي محبت سان مشغول ٿيندا هئا ۽ ميل جول ۾ گهڻو مبالغو ڪندا هئا. مسلمان، حضور جن کان حيض جو حڪم معلوم ڪيو. اُن تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ افراط ۽ تفريط جون واٽون ڇڏي وچولي واٽ جي تعليم ڏني ويئي ۽ ٻڌايو ويو ته حيض جي حالت ۾ مجامعت ڪرڻ منع ٿيل آهي.

٤٣٦ يعني عورتن جي قربت مان نسل جو اراده ڪريو، نه شهوت جي پوري ڪرڻ جو.

٤٣٧ يعني صالح عملن يا جماع کان اڳ بسم الله پڙهڻ.

٤٣٨ حضرت عبدالله بن رواحه پنهنجي ڀيڻوئي نعمان بن بشير جي گهر وڃڻ ۽ ان سان ڪلام ڪرڻ ۽ ان جي دشمن سان ان جي صلح ڪرائڻ کان قسم کنيو هو. جڏهن ان جي متعلق ان کي چيو ويند و هو ته پوءِ چوندو هو ته مان قسم کڻي چڪو آهيان، ان ڪري اهو ڪم ڪري ئي نه ٿو سگهان. اُن باب ۾ هيءَ آيت نازل ٿي ۽ نيڪ ڪم ڪرڻ کان قسم کڻڻ جي منع فرمائي ويئي. مسئلو: جيڪو ڪنهن ڪنهن شخص نيڪيءَ کان پري رهڻ جو قسم کڻي ته ان کي گهرجي ته قسم کي پورو نه ڪري پر اهو نيڪ ڪم ڪري ۽ قسم جو ڪفارو ڏئي. مسلم شريف جي حديث ۾ آهي ته رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو ته جنهن شخص ڪنهن امر تي قسم کنيو پوءِ معلوم ٿيو ته خير ۽ ڀلائي ان جي خلاف آهي ته پوءِ گهرجي ته ان چڱي ڪم کي ڪري ۽ قسم جو ڪفارو ڏئي. مسئلو:- ڪن مفسرن هي به چيو آهي ته هن آيت مان گهڻائي سان قسم کڻڻ جي منع ثابت ٿئي ٿي.

اللهُ بِاللَّغْوِ فِيْٓ اَيْمَانِكُمْ وَلٰكِنْ يُّؤَاخِذُكُمْ بِمَا كَسَبَتْ قُلُوْبُكُمْ ؕ

انهن قسمن ۾ جيڪي بنا ارادي زبان سان نڪري وڃن ها ٿو جيڪي ڪم توهان جي دلين ڪيا انهن تي پڪڙ ڪندو آهي ۴۳۹

وَاللهُ غَفُوْرٌ حَلِيْمٌ ﴿۲۲۵﴾ لِلَّذِيْنَ يُؤْلُوْنَ مِنْ نِّسَآئِهِمْ تَرَبُّصُ

۽ الله بخشڻهار بردبار آهي . جيڪي پنهنجن زالن وٽ وڃڻ کان قسم کڻي ويهن تن

اَرْبَعَةِ اَشْهُرٍ ۚ فَاِنْ فَآءُوْ فَاِنَّ اللهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿۲۲۶﴾ وَاِنْ عَزَمُوا

انهن کي چار مهينا مهلت آهي پوءِ جيڪڏهن انهيءَ مدت ۾ موٽي آيا ته الله بخشڻهار ٻاجهارو آهي.

الطَّلَاقَ فَاِنَّ اللهَ سَمِيْعٌ عَلِيْمٌ ﴿۲۲۷﴾ وَالْمُطَلَّقٰتُ يَتَرَبَّصْنَ

۽ جيڪڏهن ڇڏڻ جو پڪو ارادو ڪيائون ته الله ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي ۴۴۰ ۽ طلاق واريون

بِاَنْفُسِهِنَّ ثَلٰثَةَ قُرُوْٓءٍ ؕ وَلَا يَحِلُّ لَهُنَّ اَنْ يَّكْتُمْنَ مَا خَلَقَ

پنهنجن جانين کي ٽن حيض جهلين ۴۴۱ ۽ کين حلال نه آهي جو اهو لڪائين جيڪو

اللهُ فِيْٓ اَرْحَامِهِنَّ اِنْ كُنَّ يُؤْمِنَّ بِاللهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ ؕ وَ

الله انهن جي پيٽن ۾ پيدا ڪيو ۴۴۲ جيڪڏهن الله ۽ قيامت جي ڏينهن تي ايمان رکنديون آهن ۴۴۳

بُعُوْلَتُهُنَّ اَحَقُّ بِرَدِّهِنَّ فِيْ ذٰلِكَ اِنْ اَرَادُوْٓا اِصْلَاحًا ؕ وَلَهُنَّ

۽ انهن جي مڙسن کي جيڪڏهن ميلاپ گهرن ته انهيءَ مدت اندر انهن جي موٽائڻ جو وڌيڪ حق آهي ۴۴۴

مِثْلُ الَّذِيْ عَلَيْهِنَّ بِالْمَعْرُوْفِ ۪ وَلِلرِّجَالِ عَلَيْهِنَّ دَرَجَةٌ ؕ

۽ عورتن جو به حق اهڙو ئي آهي جهڙو انهن تي آهي مطابق شريعت جي ۴۴۵ ۽ مڙسن کي انهن تي فضيلت

وَاللهُ عَزِيْزٌ حَكِيْمٌ ﴿۲۲۸﴾ الطَّلَاقُ مَرَّتٰنِ ۪ فَاِمْسَاكٌۢ بِمَعْرُوْفٍ اَوْ

آهي ۽ الله غالب حڪمت وارو آهي. هيءُ طلاق ۴۴۶ ٻن پيرن تائين آهي پوءِ ڀلائيءَ سان جهلڻ

تَسْرِيْحٌۢ بِاِحْسَانٍ ؕ وَلَا يَحِلُّ لَكُمْ اَنْ تَاْخُذُوْا مِمَّآ اٰتَيْتُمُوْهُنَّ

۴۴۷ يا چڱائيءَ سان ڇڏي ڏيڻ آهي ۴۴۸ ۽ جيڪو عورتن کي ڏنو اٿو ان ۴۴۹ مان ڪجهه موٽائي وٺڻ جائز نه آهي

شَيْئًا اِلَّآ اَنْ يَّخَافَآ اَلَّا يُقِيْمَا حُدُوْدَ اللهِ ؕ فَاِنْ خِفْتُمْ اَلَّا يُقِيْمَا

۴۵۰ مگر جڏهن ٻنهي کي خوف هجي ته الله جون حدون قائم رکي نه سگهندا ۴۵۱ پوءِ جيڪڏهن اوهان کي ڀؤ هجي ته اهي ٻئي

حُدُوْدَ اللهِ ۙ فَلَا جُنَاحَ عَلَيْهِمَا فِيْمَا افْتَدَتْ بِهٖ ؕ تِلْكَ

انهن حدن تي ٺيڪ نه رهندا ته انهن تي ڪو ڏوهه نه آهي هن ڳالهه ۾ ته عورت بدلو ڏيئي اجازت وٺي ۴۵۲ اهي الله جون

۴۳۹ قسم ٽن قسمن جو ٿيندو آهي: لغو ۽ غموس، منعقد . لغو اهو آهي جو ڪنهن گذريل امر تي پنهنجي خيال ۾ صحيح ڄاڻي قسم کڻي ۽ حقيقت ۾ اهو ان جي خلاف هجي، هي معاف آهي ۽ ان تي ڪفارو نه آهي . غموس هيءُ آهي ته ڪنهن گذريل امر تي ڄاڻي واڻي ڪوڙو قسم کڻي، ان ۾ گنهگار ٿيندو. منعقد هي آهي ته ڪنهن ايندڙ امر تي ارادو ڪري قسم کڻي، ان قسم کي ٽوڙي ڇڏي ته پوءِ گنهگار آهي ۽ ڪفارو به لازم آهي. ۴۴۰ شان نزول جاهليت جي زماني ۾ ماڻهن جو هي دستور رهندو هو ته پنهنجن زالن کان مال طلب ڪندا هئا، جيڪڏهن اهي ڏيڻ کان انڪار ڪنديون هيون ته پوءِ هڪ سال، ٻه سال، ٽي سال يا ان کان گهڻو وقت انهن وٽ نه وڃڻ ۽ صحبت ڇڏي ڏيڻ جو قسم کڻندا هئا ۽ انهن کي پريشانيءَ ۾ ڇڏي ڏيندا هئا، نه اهي بيوه هيون جو ڪٿي پنهنجي رهائش ڪري وٺن نه مڙس واريون جو مڙسن کان آرام حاصل ڪن. اسلام ان ظلم کي ختم ڪيو ۽ اهڙي قسم ڪندڙن جي لاءِ چئن مهينن جي مدت مقرر فرمائي ڇڏي ته جيڪڏهن عورت سان چئن مهينن يا ان کان زياده عرصي جي لاءِ يا غير معين مدت جي لاءِ صحبت ڇڏڻ جو قسم کائي، جنهن کي ايلاءَ چوندا آهن ته پوءِ ان جي لاءِ چار مهينا انتظار جي مهلت آهي. ان عرصي ۾ گهڻو سوچي سمجهي ته عورت کي ڇڏڻ ان جي لاءِ ڀلو آهي يا رکڻ. جيڪڏهن رکڻ ڀلو سمجهي ۽ ان مدت ۾ رجوع ڪري ته پوءِ نڪاح باقي رهندو ۽ قسم جو ڪفارو لازم رهندو ۽ جيڪڏهن ان مدت اندر رجوع نه ڪيائين ۽ قسم نه ٽوڙيائين ته عورت نڪاح کان ٻاهر ٿي ويئي ۽ ان تي بائن طلاق واقع ٿي ويئي. مسئلو . جيڪڏهن مرد صحبت تي قادر هجي ته پوءِ رجوع صحبت سان ئي ٿيندو ۽ جيڪڏهن ڪنهن سبب جي ڪري طاقت نه هجي ته طاقت

۲۸ ع ۷ ۱۲

کان پوءِ صحبت جو واعدو رجوع آهي (تفسير احمدي). ۴۴۱ هن آيت ۾ طلاق وارين عورتن جي عدت جو بيان آهي، جن عورتن کي انهن جي مڙسن طلاق ڏني، جيڪڏهن اهي مڙس وٽ نه ويون هجن ۽ انهن سان صحيح خلوت نه ٿي هجي ته پوءِ انهن تي طلاق جي عدت ئي نه آهي، جيئن مَا لَكُمْ عَلَيْهِنَّ مِنْ عِدَّةٍ واري آيت ۾ ارشاد آهي ۽ جن عورتن کي ننڍڙائپ يا پوڙهاپ جي ڪري حيض نه ايندو هجي يا جيڪا حمل واري هجي، انهن جي عدت جو بيان سورت طلاق ۾ ايندو. باقي جيڪي آزاد عورتون آهن، هتي انهن جي عدت ۽ طلاق جو بيان آهي ته انهن جي عدت ٽي حيض آهن. ۴۴۲ اهو حمل هجي يا حيض جو خون، ڇو ته ان جي لڪائڻ سان رجعت ۽ ٻار ۾ جيڪو مڙس جو حق آهي سو ضايع ٿيندو. ۴۴۳ يعني اها ئي ايمانداريءَ جي اقتضا آهي. ۴۴۴ يعني رجعي طلاق ۾ عدت جي اندر مڙس، عورت سان رجوع ڪري سگهي ٿو، توڙي عورت راضي هجي يا نه، پر جيڪڏهن مڙس کي ميلاپ منظور هجي ته ائين ڪري، نقصان پهچائڻ جو ارادو نه ڪري، جيئن جاهل عورت کي پريشان ڪرڻ جي لاءِ ڪندا هئا. ۴۴۵ يعني جهڙيءَ طرح عورتن تي مڙسن جي حقن جي ادائگي واجب آهي، اهڙيءَ طرح مڙسن تي عورتن جي حقن جي رعايت لازم آهي. ۴۴۶ يعني رجعي طلاق. شان نزول :- هڪ عورت سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿي عرض ڪيو ته سندس مڙس چيو آهي ته هو ڪيس طلاق ڏيندو ۽ رجعت ڪندو رهندو ، هر ڀيري جڏهن طلاق جي عدت پوري ٿيڻ کي ويجهو ٿيندي ته رجعت ڪري وٺندو ۽ وري طلاق ڏيندو. اهڙيءَ طرح ان کي ساري عمر قيد رکندو، ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ ارشاد فرمايو ويو ته رجعي طلاق ٻن پيرن تائين آهي ان کان پوءِ طلاق ڏيڻ تي رجعت جو حق نه آهي. ۴۴۷ رجعت ڪري. ۴۴۸ هن طرح ته رجعت نه ڪري ۽ عدت پوري ٿي وڃڻ سان عورت بائنه ٿي وڃي. ۴۴۹ يعني مهر. ۴۵۰ طلاق ڏيڻ وقت. ۴۵۱ جيڪي زال مڙس جي حقن جي متعلق آهن. ۴۵۲ يعني طلاق حاصل ڪري. شان نزول :- هيءَ آيت جميله بنت عبدالله جي حق ۾ نازل ٿي. هيءَ جميله، ثابت بن قيس ابن شماس جي نڪاح ۾ هئي ۽ مڙس کان پوري نفرت رکندي هئي. رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي حضور ۾ پنهنجي مڙس جي شڪايت آندائين ۽ ڪنهن به طرح ان وٽ رهڻ تي راضي نه ٿي. تڏهن ثابت چيو ته مون هن کي هيءُ باغ ڏنو آهي، جيڪڏهن هيءَ مون وٽ رهڻ پسند نه ٿي ڪري ۽ مون کان جدائي گهري ٿي ته پوءِ اهو باغ مون کي واپس ڪري ته مان کيس آزاد ڪري ڇڏيان، جميله ان کي منظور ڪيو، ثابت باغ ورتو ۽ طلاق ڏيئي ڇڏي. هن قسم جي طلاق کي خلع چوندا آهن. مسئلو . خلع بائن طلاق ٿيندي آهي. مسئلو . خلع ۾ لفظ خلع جو ذڪر ضروري آهي. مسئلو . جيڪڏهن جدائيءَ جي طلبگار عورت هجي ته پوءِ خلع ۾ مقدار مهر کان زياده وٺڻ مڪروه آهي ۽ جيڪڏهن عورت جي طرفان نافرماني نه هجي، مرد ئي جدائي گهري ته پوءِ مرد کي طلاق جي عوض مال وٺڻ مطلقاً مڪروه آهي.

حُدُوْدُ اللّٰهِ فَلَا تَعْتَدُوْهَا ۚ وَمَنْ يَّتَعَدَّ حُدُوْدَ اللّٰهِ فَاُولٰٓئِكَ
حدون آهن انهن کان اڳتي نه وڌو ۽ جيڪو الله جي حدن کان لنگهي ٿو سو اهي ماڻهو
هُمُ الظّٰلِمُوْنَ ﴿٢٢٩﴾ فَاِنْ طَلَّقَهَا فَلَا تَحِلُّ لَهٗ مِنْۢ بَعْدُ حَتّٰى
ظالم آهن. پوءِ جيڪڏهن ان کي ٽيون طلاق ڏنائين ته هاڻي اها عورت ان کي حلال نه ٿيندي جيستائين جو
تَنْكِحَ زَوْجًا غَيْرَهٗ ۭ فَاِنْ طَلَّقَهَا فَلَا جُنَاحَ عَلَيْهِمَآ اَنْ يَّتَرَاجَعَآ
ٻئي مڙس سان نه پرڻجي ۴٥٣ پوءِ جيڪڏهن اهو مڙس ان کي طلاق ڏئي ڇڏي ته هنن ٻنهي سان وري ملڻ ۾ ڪو ڏوهه نه آهي ۴٥۴
اِنْ ظَنَّآ اَنْ يُّقِيْمَا حُدُوْدَ اللّٰهِ ۭ وَتِلْكَ حُدُوْدُ اللّٰهِ يُبَيِّنُهَا
جيڪڏهن سمجهن ته الله جون حدون قائم رکي سگهندا ۽ اهي الله جون حدون آهن جيڪي سمجهدارن لاءِ بيان
لِقَوْمٍ يَّعْلَمُوْنَ ﴿٢٣٠﴾ وَاِذَا طَلَّقْتُمُ النِّسَآءَ فَبَلَغْنَ اَجَلَهُنَّ
ڪندو آهي. ۽ جڏهن اوهان زالن کي طلاق ڏيو ۽ انهن جي مدت پوري ٿئي ۴٥٥ ته ان وقت تائين
فَاَمْسِكُوْهُنَّ بِمَعْرُوْفٍ اَوْ سَرِّحُوْهُنَّ بِمَعْرُوْفٍ ۠ وَلَا تُمْسِكُوْهُنَّ
يا کين ڀلائي سان جهليو ۴٥٦ يا کين چڱائي سان ڇڏي ڏيو ۴٥٧ ۽ انهن کي نقصان پهچائڻ لاءِ نه روڪيو جو حد کان
ضِرَارًا لِّتَعْتَدُوْا ۚ وَمَنْ يَّفْعَلْ ذٰلِكَ فَقَدْ ظَلَمَ نَفْسَهٗ ۭ وَلَا
لنگهي وڃو ۽ جيڪو ائين ڪندو سو پنهنجو ئي نقصان ڪري ٿو ۴٥٨ ۽
تَتَّخِذُوْٓا اٰيٰتِ اللّٰهِ هُزُوًا ۡ وَّاذْكُرُوْا نِعْمَتَ اللّٰهِ عَلَيْكُمْ وَمَآ
الله جي آيتن کي ٺٺولي نه بڻايو ۴٥٩ ۽ پاڻ تي الله جو احسان ياد ڪريو ۴٦٠ جيڪو
اَنْزَلَ عَلَيْكُمْ مِّنَ الْكِتٰبِ وَالْحِكْمَةِ يَعِظُكُمْ بِهٖ ۭ وَاتَّقُوا اللّٰهَ وَ
اوهان تي ڪتاب ۽ حڪمت ۴٦١ لاٿائين اوهان جي نصيحت لاءِ ۽ الله کان ڊڄندا رهو ۽ ڄاڻو
اعْلَمُوْٓا اَنَّ اللّٰهَ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمٌ ﴿٢٣١﴾ وَاِذَا طَلَّقْتُمُ النِّسَآءَ فَبَلَغْنَ
الله سڀ ڪجهه ڄاڻي ٿو. ۴٦٢ ۽ جڏهن اوهان عورتن کي طلاق ڏيو ۽ انهن جي مدت پوري
اَجَلَهُنَّ فَلَا تَعْضُلُوْهُنَّ اَنْ يَّنْكِحْنَ اَزْوَاجَهُنَّ اِذَا تَرَاضَوْا
ٿي وڃي ۴٦٣ ته اي وارثو! اوهان انهن کي پنهنجن مڙسن سان نڪاح ڪرڻ کان نه روڪيو ۴٦۴ جڏهن اهي پاڻ
بَيْنَهُمْ بِالْمَعْرُوْفِ ۭ ذٰلِكَ يُوْعَظُ بِهٖ مَنْ كَانَ مِنْكُمْ يُؤْمِنُ
۾ شريعت مطابق راضي ٿي وڃن ۴٦٥ هيءَ نصيحت اُن کي ڪئي وڃي ٿي جيڪو توهان مان

۴٥٣ مسئلو: ٽن طلاقن کان پوءِ عورت، مڙس تي مغلظه حرمت سان حرام ٿي وڃي ٿي، هاڻي نه ان سان رجوع ٿي سگهي ٿو نه ٻيهر نڪاح، جيستائين حلالو ڪري يعني عدت کان پوءِ ٻئي سان نڪاح ڪري ۽ اهو صحبت کان پوءِ طلاق ڏئي ۽ وري عدت گذري.

۴٥۴ ٻيهر نڪاح ڪن.

۴٥٥ يعني عدت پوري ٿيڻ جي ويجهو هجي. شانِ نزول: هيءَ آيت ثابت بن يسار انصاريءَ جي حق ۾ نازل ٿي. ان پنهنجيءَ زال کي طلاق ڏني هئي ۽ جڏهن عدت پوري ٿيڻ جي ويجهو ٿيندي هئي ته رجعت ڪري وٺندو هو ته جيئن عورت قيد ۾ پئي رهي.

۴٥٦ يعني نباهڻ ۽ سٺي معاملي ڪرڻ جي نيت سان رجعت ڪريو.

۴٥٧ ۽ عدت پوري ڪرڻ ڏيو ته جيئن عدت کان پوءِ آزاد ٿي وڃن.

۴٥٨ جو الله جي حڪم جي مخالفت ڪري گنهگار ٿئي ٿو.

۴٥٩ جو انهن جي پرواه نه ڪريو ۽ انهن جي خلاف عمل ڪريو.

۴٦٠ جو توهان کي مسلمان ڪيائين ۽ سيد الانبياء صلی الله عليه وسلم جن جو امتي بنايائين.

۴٦١ ڪتاب مان قرآن ۽ حڪمت مان قرآن جا احڪام ۽ سنت رسول الله صلی الله عليه وسلم مراد آهي.

۴٦٢ ان کان ڪجهه به ڳجهو نه آهي.

۴٦٣ يعني انهن جي عدت گذري وڃي.

۴٦۴ جن کي انهن پنهنجي نڪاح جي لاءِ تجويز ڪيو هجي، توڙي اهي نوان هجن يا اهي ئي طلاق ڏيڻ وارا يا انهن کان اڳيان، جيڪي طلاق ڏيئي چڪا هئا.

۴٦٥ پنهنجيءَ برادريءَ ۾ مهر مثل تي، جوته ان جي خلاف جي صورت ۾ وارث اعتراض جو حق رکن ٿا. شانِ نزول: معقل بن يسار مزنيءَ جي ڀيڻ جو نڪاح عاصم بن عدي سان ٿيو هو. اُن طلاق ڏني ۽ عدت گذرڻ کان پوءِ عاصم درخواست ڪئي ته پوءِ معقل بن يسار مانع ٿيو. ان جي حق ۾ هيءَ آيت نازل ٿي. (بخاري شريف)

ع ٢٩ ٣ ١٣

بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِؕ ذٰلِكُمْ اَزْكٰى لَكُمْ وَاَطْهَرُؕ وَاللّٰهُ يَعْلَمُ

الله ۽ قيامت جي ڏينهن تي ايمان رکي ٿو هي توهان لاءِ وڌيڪ سٺو ۽ پاڪ آهي ۽ الله ڄاڻي ٿو

وَاَنْتُمْ لَا تَعْلَمُوْنَ ﴿٢٣٢﴾ وَالْوَالِدٰتُ يُرْضِعْنَ اَوْلَادَهُنَّ حَوْلَيْنِ

۽ اوهان نه ٿا ڄاڻو. ۽ مائرون پنهنجن ٻارن کي ٤٦٦ پورا ٻه سال کير پيارين

كَامِلَيْنِ لِمَنْ اَرَادَ اَنْ يُّتِمَّ الرَّضَاعَةَؕ وَعَلَى الْمَوْلُوْدِ لَهٗ

هي ان جي لاءِ آهي جيڪو کير پيارڻ جي مدت پوري ڪرڻ گهري ٿو ٤٦٧ ۽ جنهن جو ٻار آهي ٤٦٨

رِزْقُهُنَّ وَكِسْوَتُهُنَّ بِالْمَعْرُوْفِؕ لَا تُكَلَّفُ نَفْسٌ اِلَّا وُسْعَهَا

اُن تي دستور مطابق ٤٦٩ عورتن جو کاڌو ۽ پيتو ۽ پوشاڪ آهي ڪنهن کي به ان جي وس کان وڌيڪ تڪليف نه ڏني ويندي

لَا تُضَآرَّ وَالِدَةٌۢ بِوَلَدِهَا وَلَا مَوْلُوْدٌ لَّهٗ بِوَلَدِهٖ وَعَلَى الْوَارِثِ

ماءُ کي ان جي ٻار جي ڪري نقصان نه ڏنو وڃي ٤٧٠ ۽ نه اولاد واري کي سندس اولاد جي ڪري ٤٧١ يا ماءُ نقصان نه پهچائي پنهنجي ٻار کي ۽ نه اولاد

مِثْلُ ذٰلِكَۚ فَاِنْ اَرَادَا فِصَالًا عَنْ تَرَاضٍ مِّنْهُمَا وَتَشَاوُرٍ

وارو پنهنجي اولاد کي نقصان ڏئي ٤٧٢ ۽ پيءُ جي قائم مقام وارث تي به اهڙي طرح ئي واجب آهي ۽ جيڪڏهن ماءُ پيءُ ٻئي پاڻ ۾ هڪ ٻئي جي رضامندي ۽ مشوري سان ٻار جو کير

فَلَا جُنَاحَ عَلَيْهِمَاؕ وَاِنْ اَرَدْتُّمْ اَنْ تَسْتَرْضِعُوْٓا اَوْلَادَكُمْ فَلَا

ڇڏائڻ گهرن ته مٿن ڪو ڏوهه نه آهي ۽ جيڪڏهن توهان پنهنجي اولاد کي داين کان

جُنَاحَ عَلَيْكُمْ اِذَا سَلَّمْتُمْ مَّآ اٰتَيْتُمْ بِالْمَعْرُوْفِؕ وَاتَّقُوا اللّٰهَ

کير پيارڻ گهرو ته به اوهان تي ڪو گناهه ڪونهي آهي جڏهن ته اوهان جيڪو اجورو ڏيڻ طئي ڪيو هو سو چڱي طرح کين ادا ڪري ڇڏيو

وَاعْلَمُوْٓا اَنَّ اللّٰهَ بِمَا تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرٌ ﴿٢٣٣﴾ وَالَّذِيْنَ يُتَوَفَّوْنَ

۽ الله کان ڊڄندا رهو ۽ ڄاڻو ته بيشڪ الله اوهان جا ڪم ڏسي رهيو آهي. ۽ جيڪي توهان مان

مِنْكُمْ وَيَذَرُوْنَ اَزْوَاجًا يَّتَرَبَّصْنَ بِاَنْفُسِهِنَّ اَرْبَعَةَ

مرن ۽ زالون ڇڏي وڃن ته اهي چار مهينا ڏهه ڏينهن پنهنجي پاڻ کي جهلين

اَشْهُرٍ وَّعَشْرًاۚ فَاِذَا بَلَغْنَ اَجَلَهُنَّ فَلَا جُنَاحَ عَلَيْكُمْ فِيْمَا

٤٧٣ پوءِ جڏهن انهن جي عدت پوري ٿي وڃي ته اي وارثؤ! عورتون پنهنجي

فَعَلْنَ فِيْٓ اَنْفُسِهِنَّ بِالْمَعْرُوْفِؕ وَاللّٰهُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ خَبِيْرٌ ﴿٢٣٤﴾

معاملي ۾ شريعت موافق جيڪي فيصلو ڪن ان ۾ اوهان تي ڪو ڏوهه نه آهي ۽ الله کي اوهان جي ڪمن جي خبر آهي.

---

٤٦٦ طلاق جي بيان کان پوءِ هي سوال طبعًا سامهون اچي ٿو ته جيڪڏهن طلاق واري عورت جي هنج ۾ کير پيئندڙ ٻار هجي ته پوءِ ان جي جدائي کان پوءِ ان جي پالنا جو ڪهڙو طريقو ٿيندو. ان لاءِ هي حڪمت جي مثل آهي ته ٻار جي پرورش جي متعلق ماءُ پيءُ تي جيڪي احڪام آهن، سي هن موقعي تي بيان فرمايا ويا آهن؛ ان لاءِ هتي انهن مسئلن جو بيان ٿيو. مسئلو: ماءُ توڙي طلاق واري هجي يا نه، ان تي پنهنجي ٻار کي کير پيارڻ واجب آهي، بشرطيڪ پيءُ کي اُجرت تي کير پيارڻ جي قدرت ۽ طاقت نه هجي يا کير پيارڻ لاءِ (ٻي عورت) هٿ نه اچي، يا ٻار ماءُ کان سواءِ ٻيءَ ڪنهن جو کير قبول نه ڪري. جيڪڏهن اهي ڳالهيون نه هجن يعني ٻار جي پالنا خاص ماءُ جي کير تي موقوف نه هجي ته پوءِ ماءُ تي کير پيارڻ واجب نه آهي مستحب آهي. (تفسير احمدي ۽ جمل وغيره)

٤٦٧ يعني هن مدت جو پورو ڪرڻ لازم نه آهي، جيڪڏهن ٻار کي ضرورت نه رهي ۽ کير ڇڏائڻ ۾ ان جي لاءِ خطرو نه رهي ته پوءِ ان کان گهٽ مدت ۾ به ڇڏائڻ جائز آهي. (تفسير احمدي ۽ خازن وغيره).

٤٦٨ يعني پيءُ. هن بيان جي انداز مان معلوم ٿيو ته نسب پيءُ جي طرف رجوع ڪري ٿو.

٤٦٩ مسئلو: ٻار جي پرورش ۽ ان کي کير پيارڻ پيءُ تي واجب آهي، تنهن ڪري پيءُ کي کير پيارڻ واري مقرر ڪري، پر جيڪڏهن ماءُ پنهنجي خوشيءَ سان ٻار کي کير پياري ته مستحب آهي. مسئلو: مڙس پنهنجي زال تي ٻار کي کير پيارڻ جي لاءِ ذاتي زور نه ٿو ڪري سگهي ۽ نه عورت، مڙس کان ٻار کي کير پيارڻ جي اُجرت طلب ڪري سگهي ٿي، جيستائين ان جي نڪاح يا عدت ۾ رهي. مسئلو: جيڪڏهن ڪنهن شخص پنهنجي زال کي طلاق ڏني ۽ عدت گذري ويئي ته پوءِ اها اُن کان ٻار جي کير پيارڻ جي اُجرت وٺي سگهي ٿي. مسئلو: جيڪڏهن پيءُ ڪنهن عورت کي پنهنجي ٻار جي کير پيارڻ لاءِ اُجرت تي مقرر ڪيو ۽ اُن ٻار جي ماءُ انهيءَ اُجرت تي يا بغير معاوضي جي کير پيارڻ تي راضي ٿي ته پوءِ ماءُ ئي کير پيارڻ جي زياده حقدار آهي. ۽ جيڪڏهن ماءُ زياده اُجرت طلب ڪئي ته پوءِ پيءُ کي ان کان کير پيارڻ لاءِ مجبور نه ڪيو ويندو. (تفسير احمدي ۽ مدارڪ). المعروف مان مراد هيءَ آهي ته حيثيت جي موافق هجي، بغير تنگيءَ ۽ فضول خرچيءَ جي.

٤٧٠ يعني ان کي سندس مرضيءَ جي خلاف کير پيارڻ تي مجبور نه ڪيو وڃي.

٤٧١ زياده اُجرت طلب ڪري.

٤٧٢ ماءُ جو ٻار کي نقصان پهچائڻ هيءُ آهي ته اُن کي وقت تي کير نه پياري، ۽ سندس نگهباني نه ڪري يا پاڻ سان مانوس ڪرڻ کان پوءِ ڇڏي ڏئي. پيءُ جو ٻار کي نقصان ڏيڻ هيءُ آهي ته مانوس ٻار کي ماءُ کان کسي وٺي يا ماءُ جي حق ۾ ڪوتاهي ڪري، جنهن سان ٻار کي نقصان پهچي.

٤٧٣ حمل واريءَ جي عدت ٻار ڄڻڻ آهي، جيئن سورة طلاق ۾ ذڪر ٿيل آهي. هتي غير حامله جو بيان آهي. ان مدت ۾ نه اها نڪاح ڪري، نه پنهنجي گهر مان ٻاهر نڪري، نه بي عذر تيل لڳائي، نه خوشبوءِ لڳائي، نه سينگار ڪري، نه رنگين ۽ ريشمي ڪپڙا پائي، نه ميندي لائي، نه نئين نڪاح جي ڳالهه ٻولهه کُلي ڪري ڇُڏي. جيڪا بائن طلاق جي عدت ۾ هجي، ان جو به اهوئي حڪم آهي. البت جيڪا عورت رجعي طلاق جي عدت ۾ هجي، اُن کي سونهن ۽ سينگار ڪرڻ مستحب آهي.

وَلَا جُنَاحَ عَلَيْكُمْ فِيْمَا عَرَّضْتُمْ بِهٖ مِنْ خِطْبَةِ النِّسَآءِ اَوْ
اوهان تي ڪو ڏوھ نہ آهي هن ڳالھ ۾ جو پردي ۾ عورتن کي نڪاح جو پيغام موڪليو

اَكْنَنْتُمْ فِيْۤ اَنْفُسِكُمْ ؕ عَلِمَ اللّٰهُ اَنَّكُمْ سَتَذْكُرُوْنَهُنَّ وَلٰكِنْ لَّا
يا پنهنجي دل ۾ لڪايو[474] الله ڄاڻي ٿو تہ هاڻي اوهان انهن کي ياد ڪندؤ[475] هائو

تُوَاعِدُوْهُنَّ سِرًّا اِلَّاۤ اَنْ تَقُوْلُوْا قَوْلًا مَّعْرُوْفًا ؕ وَلَا تَعْزِمُوْا
انهن سان ڳجھ ۾ واعدو نہ ڪري ڇڏيو مگر اوهان شريعت جي موافق سائڻ ڳالھ ڪريو ۽ نڪاح

عُقْدَةَ النِّكَاحِ حَتّٰى يَبْلُغَ الْكِتٰبُ اَجَلَهٗ ؕ وَاعْلَمُوْۤا اَنَّ اللّٰهَ يَعْلَمُ
جو معاملو پڪو نہ ڪريو جيستائين جو لکيل حڪم پنهنجي مدي کي نہ پهچي[476] ۽ ڄاڻو تہ الله اوهان

مَا فِيْۤ اَنْفُسِكُمْ فَاحْذَرُوْهُ ۚ وَاعْلَمُوْۤا اَنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ حَلِيْمٌ (٢٣٥) لَا
جي اندر جي ڄاڻي ٿو تنهن ڪري ان کان ڊڄو ۽ ڄاڻو تہ بيشڪ الله بخشڻهار ۽ بردبار آهي.

جُنَاحَ عَلَيْكُمْ اِنْ طَلَّقْتُمُ النِّسَآءَ مَا لَمْ تَمَسُّوْهُنَّ اَوْ تَفْرِضُوْا لَهُنَّ
توهان کان ڪو مطالبو نہ آهي[477] جيڪڏهن اوهان عورتن کي هٿ لائڻ کان اڳ طلاق ڏيو اٿو يا

فَرِيْضَةً ۖۚ وَّمَتِّعُوْهُنَّ ۚ عَلَى الْمُوْسِعِ قَدَرُهٗ وَعَلَى الْمُقْتِرِ قَدَرُهٗ ۚ
انهن لاءِ ڪو مهر مقرر نہ ڪيو هجيو[478] ۽ انهن کي ڪجھ خرچ ڏيو[479] آسودي تي سندس وت آهر ۽ سڃي تي سندس طاقت

مَتَاعًا بِالْمَعْرُوْفِ ۚ حَقًّا عَلَى الْمُحْسِنِيْنَ (٢٣٦) وَاِنْ طَلَّقْتُمُوْهُنَّ
آهر دستور مطابق ڪجھ گذر سفر لاءِ اهو ڀلائي ڪندڙن تي واجب آهي[480] ۽ جيڪڏهن اوهان عورتن کي بنا هٿ

مِنْ قَبْلِ اَنْ تَمَسُّوْهُنَّ وَقَدْ فَرَضْتُمْ لَهُنَّ فَرِيْضَةً فَنِصْفُ
لڳائڻ جي طلاق ڏيئي ڇڏيو ۽ اوهان انهن لاءِ ڪجھ مهر مقرر ڪري چڪا هئا تہ پوءِ مقرر ڪيل جو اڌ واجب آهي

مَا فَرَضْتُمْ اِلَّاۤ اَنْ يَّعْفُوْنَ اَوْ يَعْفُوَا الَّذِيْ بِيَدِهٖ عُقْدَةُ النِّكَاحِ ؕ
پر جيڪڏهن عورتون پاڻ ڪجھ ڇڏي ڏين[481] يا اهو زياده ڏئي[482] جنهن جي هٿ ۾ نڪاح آهي[483]

وَاَنْ تَعْفُوْۤا اَقْرَبُ لِلتَّقْوٰى ؕ وَلَا تَنْسَوُا الْفَضْلَ بَيْنَكُمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ
اي مردو! توهان جو زياده ڏيڻ پرهيزگاريءَ کي ويجهو آهي ۽ پاڻ ۾ هڪ ٻئي تي احسان ڪرڻ نہ وساريو

بِمَا تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرٌ (٢٣٧) حٰفِظُوْا عَلَى الصَّلَوٰتِ وَالصَّلٰوةِ الْوُسْطٰى ۚ
بيشڪ الله اوهان جا ڪم ڏسي رهيو آهي[484] سڀني نمازن جي[485] ۽ وچين نماز جي[486] نگهباني ڪريو

30 ع 14

[474] يعني عدت ۾ نڪاح جو کُلم کُلا پيغام تہ منع ٿيل آهي پر پردي ۾ نڪاح جي خواهش جو اظهار گناه نہ آهي؛ مثلاً هي چئي تہ تون تمام نيڪ عورت آهين يا پنهنجو ارادو دل ۾ ئي رکي ۽ زبان سان ڪنهن بہ نموني نہ چئي.

[475] ۽ توهان جي دلين ۾ خواهش ٿيندي انهي ڪري توهان جي واسطي تعريض (ڪنهن ڪم تي اُڀارڻ) مباح ڪيو ويو.

[476] يعني عدت گذري وڃي.

[477] مهر جو.

[478] شان نزول: هيءَ آيت هڪ انصاريءَ جي حق ۾ نازل ٿي. جنهن بني حنيفہ قبيلي جي هڪ عورت سان شادي ڪئي ۽ مهر مقرر نہ ڪيو. پوءِ هٿ لائڻ کان اڳ طلاق ڏيئي ڇڏي. مسئلو: هن مان معلوم ٿيو تہ جنهن عورت جو مهر مقرر نہ ڪيو ويو هجي ۽ ان کي هٿ لائڻ کان اڳ طلاق ڏني وڃي تہ پوءِ مهر لازم نہ آهي. هٿ لائڻ مان جماع مراد آهي ۽ خلوت صحيحہ انهيءَ جي حڪم ۾ آهي. هي بہ معلوم ٿيو تہ مهر جي ذڪر کان سواءِ بہ نڪاح درست آهي مگر ان صورت ۾ نڪاح کان پوءِ مهر مقرر ڪرڻو پوندو ۽ جيڪڏهن نہ ڪيائين تہ پوءِ دخول بعد مهر مثل لازم ٿي پوندو.

[479] ٽن ڪپڙن جو هڪ جوڙو.

[480] جنهن عورت جو مهر مقرر ٿيل نہ هجي ۽ ان کي دخول کان اڳ طلاق ڏنل هجي. ان کي تہ جوڙو ڪپڙن جو ڏيڻ واجب آهي ۽ ان کان سواءِ هر طلاق واريءَ کي جوڙو ڏيڻ مستحب آهي. (مدارڪ)

[481] پنهنجي اڌ مان.

[482] اڌ مان، جيڪو ان صورت ۾ واجب آهي.

[483] يعني مڙس.

[484] هن ۾ سهڻي سلوڪ ۽ سُٺن اخلاقن جي ترغيب آهي.

4

وَقُوْمُوْا لِلّٰهِ قٰنِتِيْنَ ﴿۲۳۸﴾ فَاِنْ خِفْتُمْ فَرِجَالًا اَوْ رُكْبَانًا ۚ فَاِذَآ اَمِنْتُمْ

۽ الله جي حضور ۾ ادب سان بيهو ۴۸۷ پوءِ جيڪڏهن خوف ۾ هجو ته پيرين پيادا يا سواريءَ جي حالت ۾ (جيئن ٿي

فَاذْكُرُوا اللّٰهَ كَمَا عَلَّمَكُمْ مَّا لَمْ تَكُوْنُوْا تَعْلَمُوْنَ ﴿۲۳۹﴾ وَالَّذِيْنَ

سگهي پڙهي وٺو) پوءِ جڏهن بي پرواهه ٿيو ته الله کي ياد ڪريو جيئن ان اوهان کي سيکاريو جيڪو توهان نه ڄاڻندا هئا. ۽

يُتَوَفَّوْنَ مِنْكُمْ وَيَذَرُوْنَ اَزْوَاجًا ۖۚ وَّصِيَّةً لِّاَزْوَاجِهِمْ مَّتَاعًا

جيڪي اوهان مان مرن ۽ زالون ڇڏي وڃن ته اهي پنهنجن عورتن لاءِ ۴۸۸ هڪ سال جي خرچ ڏيڻ

اِلَى الْحَوْلِ غَيْرَ اِخْرَاجٍ ۚ فَاِنْ خَرَجْنَ فَلَا جُنَاحَ عَلَيْكُمْ فِيْ مَا

باهر نه ڪڍڻ جي وصيت ڪري وڃن ۴۸۹ پوءِ جيڪڏهن اهي پاڻ نڪري وڃن ته جيڪي پنهنجي لاءِ شريعت جي موافق

فَعَلْنَ فِيْٓ اَنْفُسِهِنَّ مِنْ مَّعْرُوْفٍ ۗ وَاللّٰهُ عَزِيْزٌ حَكِيْمٌ ﴿۲۴۰﴾ وَ

ڪن تنهن ۾ اوهان تي ڪو ڏوهه نه آهي ۽ الله غالب حڪمت وارو آهي. ۽ طلاق ڏنل عورتن لاءِ به

لِلْمُطَلَّقٰتِ مَتَاعٌۢ بِالْمَعْرُوْفِ ۗ حَقًّا عَلَى الْمُتَّقِيْنَ ﴿۲۴۱﴾ كَذٰلِكَ

مناسب طور تي ڪا ڏو ڏيڻو آهي هي واجب آهي پرهيزگارن تي. الله ائين ئي توهان لاءِ پنهنجون

يُبَيِّنُ اللّٰهُ لَكُمْ اٰيٰتِهٖ لَعَلَّكُمْ تَعْقِلُوْنَ ﴿۲۴۲﴾ ع اَلَمْ تَرَ اِلَى الَّذِيْنَ

آيتون بيان ڪندو آهي ته من اوهان سمجهو. اي محبوب! ڇا تو انهن کي نه ڏٺو جيڪي هزارن جي تعداد

خَرَجُوْا مِنْ دِيَارِهِمْ وَهُمْ اُلُوْفٌ حَذَرَ الْمَوْتِ ۪ فَقَالَ لَهُمُ اللّٰهُ مُوْتُوْا ۫

۾ موت جي ڊپ کان پنهنجا گهر ڇڏي نڪتا هئا ته الله انهن کي فرمايو مري وڃو پوءِ انهن کي زنده ڪيائين

ثُمَّ اَحْيَاهُمْ ۗ اِنَّ اللّٰهَ لَذُوْ فَضْلٍ عَلَى النَّاسِ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَ

بيشڪ الله ماڻهن تي وڏي فضل ڪرڻ وارو آهي.

النَّاسِ لَا يَشْكُرُوْنَ ﴿۲۴۳﴾ وَقَاتِلُوْا فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ وَاعْلَمُوْٓا اَنَّ

پر گهڻا ماڻهو ني شڪر آهن ۴۹۰ ۽ الله جي واٽ ۾ ويڙهه ڪريو ۴۹۱ ۽ ڄاڻو

اللّٰهَ سَمِيْعٌ عَلِيْمٌ ﴿۲۴۴﴾ مَنْ ذَا الَّذِيْ يُقْرِضُ اللّٰهَ قَرْضًا حَسَنًا

ته الله ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي. آهي ڪو جيڪو الله کي قرض حسنه ڏئي ۴۹۲

فَيُضٰعِفَهٗ لَهٗٓ اَضْعَافًا كَثِيْرَةً ۗ وَاللّٰهُ يَقْبِضُ وَيَبْصُۜطُ ۪ وَاِلَيْهِ

ته الله ان کي تمام گهڻو وڌائي ڏئي ۽ الله تنگ ڪري ٿو ۽ ڪشادي ڪري ٿو ۴۹۳ ۽ اوهان کي

۴۸۵ يعني پنج وقت فرض نمازن کي انهن جي وقتن تي رڪنن ۽ شرطن سان گڏ ادا ڪندا رهو. هن ۾ پنجن نمازن جي فرضيت جو بيان آهي ۽ اولاد ۽ زالن جي مسائل ۽ احڪامن جي وچولي نماز جو ذڪر فرمائڻ هن نتيجي تي پهچي ٿو ته انهن کي نماز جي ادائگي کان غافل نه ٿيڻ ڏيو ۽ نماز جي پابنديءَ سان دل جي اصلاح ٿيندي آهي، جنهن کان سواءِ معاملن جو درست هجڻ متصور نه آهي. ۴۸۶ حضرت امام ابو حنيفه ۽ جمهور صحابه رضي الله تعاليٰ عنهم جو مذهب هي آهي ته ان مان ٽيپهري جي نماز مراد آهي ۽ حديثون به ان تي دلالت ڪن ٿيون. ۴۸۷ هن مان نماز جي اندر قيام جو فرض هجڻ ثابت ٿيو. ۴۸۸ پنهنجن مائٽن کي. ۴۸۹ اسلام جي شروعات ۾ بيوه جي عدت هڪ سال هئي ۽ هڪ سال پورا هو مڙس وٽ رهي ماني ۽ خرچ پاڻي جي حقدار ٿيندي هئي وري هڪ سال جي عدت ته يَتَرَبَّصْنَ بِاَنْفُسِهِنَّ اَرْبَعَةَ اَشْهُرٍ وَّعَشْرًا سان منسوخ ٿي، جنهن ۾ بيوه جي عدت چار مهينا ڏهه ڏينهن مقرر فرمائي وئي ۽ پوري سال جو خرچ ميراث واري آيت سان منسوخ ٿيو. جنهن ۾ عورت جو حصو مڙس جي ڇڏيل ملڪيت مان مقرر ڪيو ويو. انهيءَ ڪري هاڻي ان وصيت جو حڪم باقي نه رهيو. ان جي حڪمت هيءَ آهي ته عرب جا ماڻهو پنهنجي مورث جي بيوه جو نڪرڻ يا غير سان نڪاح ڪرڻ بلڪل گوارا ئي نه ڪندا هئا ۽ ان کي عار سمجهندا هئا. ان ڪري جيڪڏهن يڪدم چار مهينا ڏهه ڏينهن عدت مقرر ڪئي وڃي ها ته اها انهن کي تمام گهري لڳي ها. انهيءَ ڪري انهن کي آهستي آهستي واٽ تي آندو ويو. ۴۹۰ بني اسرائيل جي هڪ جماعت جي ڳوٺن ۾ طاعون (وبائي مرض) اچي پيو. اهي موت جي خوف کان پنهنجا ڳوٺ ڇڏي ڀڳا ۽ وڃي جهنگ ۾ ڪريا. الله جي حڪم سان سڀ اُتي ئي مري ويا. ڪجهه عرصي کان پوءِ الله تعاليٰ انهن کي حضرت حزقيل عليه السلام جي دعا سان جيئرو فرمايو پوءِ گهڻو وقت زنده رهيا. هن واقعي مان معلوم ٿئي ٿو ته ڪو به ماڻهو موت جي ڊپ کان ڀڄي پنهنجي جان بچائي نه ٿو سگهي ته پوءِ ڀڄڻ بيڪار آهي. جيڪو موت مقدر ۾ آهي سو ضرور پهچندو. تنهن ڪري ٻانهي کي گهرجي ته الله جي رضا تي راضي رهي. مجاهدن کي به سمجهڻ گهرجي، جو ته جهاد کان نٽائي وڃي رهڻ موت کي دفع نه ٿو ڪري سگهي. تنهنڪري دل مضبوط رکڻ گهرجي. ۴۹۱ ۽ موت کان نه ڀڄو جيئن بني اسرائيل ڀڳا هئا، ڇو ته موت کان ڀڄڻ ڪم نه ٿو اچي. ۴۹۲ يعني الله جي واٽ ۾ نهايت خلوص سان خرچ ڪري. الله جي واٽ ۾ خرچ ڪرڻ کي قرض سان تعبير فرمايو ويو. هي لطف ۽ ڪرم جو ڪمال آهي. ٻانهو ان جو ناهيل ۽ ٻانهي جو مال ان جو عطا فرمايل آهي. حقيقي مالڪ اهو ئي آهي ۽ ٻانهو ان جي عطا سان مجازي مال رکي ٿو. مگر قرض سان تعبير فرمائڻ ۾ هي دلنشين ڪرڻ منظور آهي ته جهڙيءَ طرح قرض ڏيڻ وارو اطمينان رکندو آهي ته ان جو مال ضايع نه ٿيو. اهو ان جي واپسيءَ جو حقدار آهي اهڙي نموني ئي خدا جي واٽ ۾ خرچ ڪرڻ واري کي اطمينان رکڻ گهرجي ته اهو ان خرچ ڪرڻ جي جزا يقين سان حاصل ڪندو ۽ تمام گهڻو اجر حاصل ڪندو. ۴۹۳ جنهن جي لاءِ گهري روزي تنگ ڪري، جنهن جي لاءِ گهري روزي وسيع (ڪشادي) فرمائي. تنگي ۽ ڪشادگي ان جي قبضي ۾ آهي ۽ پنهنجي واٽ ۾ خرچ ڪرڻ واري سان ڪشادگيءَ جو وعدو فرمائي ٿو.

ع ۳۱ / ۷ / ۱۵

تُرْجَعُوْنَ ﴿٢٤٥﴾ اَلَمْ تَرَ اِلَى الْمَلَاِ مِنْ بَنِیْۤ اِسْرَآءِیْلَ مِنْ بَعْدِ مُوْسٰی

ان ڏانهن ئي موٽڻو آهي. اي محبوب! ڇا تو بني اسرائيل جي گروهه کي نه ڏٺو جيڪو موسىٰ کان پوءِ ٿيو [٤٩٤]

اِذْ قَالُوْا لِنَبِیٍّ لَّهُمُ ابْعَثْ لَنَا مَلِكًا نُّقَاتِلْ فِیْ سَبِیْلِ اللّٰهِ ؕ قَالَ

جڏهن پنهنجي هڪ نبي کي چيائون ته اسان لاءِ ڪو بادشاهه مقرر ڪر ته اسان الله جي واٽ ۾ وڙهون، نبي فرمايو

هَلْ عَسَیْتُمْ اِنْ كُتِبَ عَلَیْكُمُ الْقِتَالُ اَلَّا تُقَاتِلُوْا ؕ قَالُوْا وَمَا

ڇا توهان جا انداز اهڙا آهن جو جيڪڏهن توهان تي جهاد فرض ڪيو وڃي ته پوءِ نه ڪريو. چيائون اسان کي

لَنَاۤ اَلَّا نُقَاتِلَ فِیْ سَبِیْلِ اللّٰهِ وَقَدْ اُخْرِجْنَا مِنْ دِیَارِنَا وَ

ڇا ٿيو آهي جو الله جي واٽ ۾ نه وڙهون حالانڪ اسان پنهنجي وطن ۽ پنهنجي اولاد مان

اَبْنَآىِٕنَا ؕ فَلَمَّا كُتِبَ عَلَیْهِمُ الْقِتَالُ تَوَلَّوْا اِلَّا قَلِیْلًا مِّنْهُمْ ؕ

ڪڍيا ويا آهيون [٤٩٥] پوءِ جڏهن انهن تي جهاد فرض ڪيو ويو ته ٿورن کان سواءِ سڀ ڦري ويا [٤٩٦]

وَاللّٰهُ عَلِیْمٌۢ بِالظّٰلِمِیْنَ ﴿٢٤٦﴾ وَقَالَ لَهُمْ نَبِیُّهُمْ اِنَّ اللّٰهَ قَدْ بَعَثَ

۽ الله ظالمن کي چڱيءَ طرح ڄاڻندڙ آهي ۽ انهن کي سندن نبيءَ فرمايو ته بيشڪ الله

لَكُمْ طَالُوْتَ مَلِكًا ؕ قَالُوْۤا اَنّٰی یَكُوْنُ لَهُ الْمُلْكُ عَلَیْنَا وَنَحْنُ اَحَقُّ

طالوت کي توهان جو بادشاهه ڪري موڪليو [٤٩٧] آهي چيائون ان جي ڪيئن اسان تي بادشاهي ٿيندي [٤٩٨] ۽ اسان کانئس

بِالْمُلْكِ مِنْهُ وَلَمْ یُؤْتَ سَعَةً مِّنَ الْمَالِ ؕ قَالَ اِنَّ اللّٰهَ اصْطَفٰىهُ

وڌيڪ بادشاهي جا حقدار آهيون ۽ ان کي ته مال جي گهڻائي به ڪونه ڏني وئي آهي [٤٩٩] فرمايائين ان کي الله اوهان تي چونڊيو آهي

عَلَیْكُمْ وَزَادَهٗ بَسْطَةً فِی الْعِلْمِ وَالْجِسْمِ ؕ وَاللّٰهُ یُؤْتِیْ مُلْكَهٗ مَنْ

[٥٠٠] ۽ ان کي علم ۽ جسم ۾ وڌيڪ ڪشادگي ڏني اٿس [٥٠١] ۽ الله جنهن کي وڻيس پنهنجو ملڪ

یَّشَآءُ ؕ وَاللّٰهُ وَاسِعٌ عَلِیْمٌ ﴿٢٤٧﴾ وَقَالَ لَهُمْ نَبِیُّهُمْ اِنَّ اٰیَةَ مُلْكِهٖۤ

ڏيندو آهي [٥٠٢] ۽ الله وسعت وارو علم وارو آهي [٥٠٣] ۽ انهن جي نبي کين فرمايو ته بيشڪ ان جي بادشاهي جي

اَنْ یَّاْتِیَكُمُ التَّابُوْتُ فِیْهِ سَكِیْنَةٌ مِّنْ رَّبِّكُمْ وَبَقِیَّةٌ مِّمَّا تَرَكَ

نشاني توهان وٽ تابوت [٥٠٤] جو اچڻ آهي جنهن ۾ اوهان جي پالڻهار طرفان دلين جي تسڪين آهي ۽ عزت واري

اٰلُ مُوْسٰی وَاٰلُ هٰرُوْنَ تَحْمِلُهُ الْمَلٰٓىِٕكَةُ ؕ اِنَّ فِیْ ذٰلِكَ لَاٰیَةً لَّكُمْ

موسىٰ ۽ عزت واري هارون جي ترڪي جي ڪجهه بچيل شيءِ آهي انکي ملائڪ کڻي ايندا بيشڪ ان ۾ اوهان لاءِ وڏي نشاني آهي

[٤٩٤] حضرت موسىٰ عليه السلام کان پوءِ جڏهن بني اسرائيلن جي حالت خراب ٿي ۽ انهن الله جي وعدي کي وساري ڇڏيو ۽ بت پرستي ۾ مبتلا ٿيا، سرڪشي ۽ بد افعالي انتها کي پهتي. انهن تي قوم جالوت مسلط ٿي. جنهن کي عمالقه چوندا آهن، جو ڏ جالوت، عمليق بن عاد جي اولاد مان هڪ نهايت جابر بادشاهه هو. ان جي قوم جا ماڻهو مصر ۽ فلسطين جي وچ واري بحر روم جي ڪناري تي رهندا هئا. انهن بني اسرائيلن جا شهر کسي ورتا، ماڻهو گرفتار ڪيائون ۽ قسمين قسمين سختيون ڪيائون. ان زماني ۾ بني اسرائيل ۾ ڪو نبي موجود نه هو. نبوت جي خاندان مان صرف هڪ بيبي باقي رهي هئي جيڪا حامله هئي، ان کي فرزند ڄائو. جنهن جو نالو شمويل رکيائين، جڏهن وڏو ٿيو ته پوءِ ان کي توريت جي علم حاصل ڪرڻ جي لاءِ بيت المقدس ۾ هڪ پوڙهي عالم جي حوالي ڪيائين. اهو ساڻس سهڻي شفقت ڪندو هو ۽ کيس پٽ ڪري چوندو هو. جڏهن بلوغت کي پهتو ته ان وقت ۾ هڪ رات ان عالم جي پرسان آرام فرمائي رهيو هو جو حضرت جبرئيل امين عليه السلام انهيءَ عالم جي آواز ۾ يا شمويل چئي پڪاريو، پاڻ عالم وٽ ويو ۽ فرمايائين ته توهان مون کي سڏيو آهي. عالم هن خيال کان ته انڪار ڪرڻ سان هي ڪٿي ڊڄي نه وڃي، کيس چيو ته پٽ تون سمهي پؤ. وري بيهر حضرت جبرئيل اهڙيءَ طرح پڪاريو ۽ حضرت شمويل عليه السلام عالم وٽ ويو. عالم چيو ته اي فرزند! جيڪڏهن مان توکي وري سڏيان ته تون جواب نه ڏجان ۽. ٽئين ڀيري حضرت جبرئيل عليه السلام ظاهر ٿي ان کي خوشخبري ڏني ته الله تعالىٰ توهان کي نبوت جو منصب عطا فرمايو. توهان پنهنجي قوم جي طرف وڃو ۽ پنهنجي رب جا انهن وٽ احڪام پهچايو. جڏهن پاڻ قوم وٽ تشريف فرما ٿيا ته انهن تڪذيب ڪئي ۽ چيو ته توهان ايترو جلدي نبي ٿي ويؤ. چڱو جيڪڏهن اوهان واقعي نبي آهيو ته اسان جي لاءِ بادشاهه قائم ڪريو. (خازن وغيره). [٤٩٥] جو قوم جالوت اسان جي قوم جي ماڻهن کي سندن وطن مان ڪڍيو ۽ انهن جي اولاد کي قتل ڪيو ۽ قرلت ڪئي ۽ چئن شاهي خاند انن جي چارسؤ فرزندن کي گرفتار ڪيو. جڏهن حالت ايستائين پهچي وئي ته پوءِ هاڻي اسان کي جهاد کان ڪهڙي شيءِ روڪي سگهي ٿي. تڏهن الله جي نبي جي دعا سان الله تعالىٰ سندن درخواست قبول فرمائي ۽ انهن ۾ هڪ بادشاهه مقرر ڪيائين ۽ جهاد فرض فرمايائين. (خازن). [٤٩٦] جن جو تعداد بدر وارن جي برابر ٽي سؤ تيرهن هو. [٤٩٧] طالوت، بنيامين بن حضرت يعقوب عليهما السلام جي اولاد مان آهي. سندن نالو ڊگهي قد جي سبب طالوت آهي، حضرت شمويل عليه السلام کي الله تعالىٰ جي طرفان هڪ لٺ ملي هئي ۽ ٻڌايو ويو هو ته جيڪو شخص تنهنجي قوم جو بادشاهه ٿيندو، ان جو قد هن لٺ جي برابر ٿيندو  پاڻ ان لٺ سان طالوت جو قد ماپي فرمايائين ته مان توکي الله جي حڪم سان بني اسرائيل جو بادشاهه مقرر ڪريان ٿو. ۽ اسرائيلن کي فرمايائين ته الله تعالىٰ طالوت کي توهان جو بادشاهه بڻائي موڪليو آهي. (خازن ۽ جمل). [٤٩٨] بني اسرائيلن جي سردارن پنهنجي نبي حضرت شمويل عليه السلام کي چيو ته نبوت ته لاوي بن يعقوب عليه السلام جي اولاد ۾ هلندي اچي ٿي ۽ سلطنت يهود بن يعقوب عليه السلام جي اولاد ۾ ۽ طالوت انهن ٻنهي خاندانن مان نه آهي ته پوءِ بادشاهه ڪيئن ٿي سگهي ٿو. [٤٩٩] اهو غريب شخص آهي، بادشاهه کي مالدار هئڻ گهرجي. [٥٠٠] يعني سلطنت ورثو ناهي جو ڪنهن نسل ۽ خاندان سان خاص هجي. هي صرف الله جي فضل تي آهي، هن ۾ شيعن جو رد آهي، جن جو اعتقاد هي آهي ته امامت وراثت آهي. [٥٠١] يعني نسل ۽ دولت تي سلطنت جو حقدار هجڻ نه آهي. سلطنت جي لاءِ علم ۽ قوت هجڻ ضروري آهن، طالوت ان زماني ۾ سڀني بني اسرائيلن کان وڌيڪ علم رکندو هو ۽ سڀني کان طاقتور ۽ تندرست هو. [٥٠٢] هن ۾ ورثي جو ڪو به دخل نه آهي. [٥٠٣] جنهن کي گهري شاهوڪار ڪري ۽ مال جي ڪشادگي عطا فرمائي. ان کان پوءِ بني اسرائيلن، حضرت شمويل عليه السلام کي عرض ڪيو ته جيڪڏهن الله تعالىٰ ان کي سلطنت جي لاءِ مقرر فرمايو آهي ته سندس نشاني ڪهڙي آهي. (خازن ۽ مدارڪ). [٥٠٤] هي تابوت، شمشاد جي ڪاٺي جي هڪ سون سان جڙيل صندوق هئي، جنهن جي ڊيگهه ٽي هٿ ۽ ويڪر ٻه هٿ هئي. ان کي الله تعالىٰ حضرت آدم عليه السلام تي نازل فرمايو هو، ان ۾ سڀني نبين سڳورن جون تصويرون هيون ۽ انهن جي رهائش ۽ جاين جون به تصويرون هيون ۽ آخر ۾ حضور سيد الانبياء صلى الله عليه وسلم جن جي ۽ سندن حويلي مبارڪ جي تصوير هڪ سرخ ياقوت ۾ نماز جي قيام جي حالت ۾ هئي ۽ چوڌاري سندن اصحاب. حضرت آدم عليه السلام انهن سمورين تصويرن کي ڏٺو. هيءَ صندوق وراثةً منتقل ٿيندي حضرت موسىٰ عليه السلام تائين پهتي. پاڻ ان ۾ توريت به رکندا هوا ۽ پنهنجو مخصوص سامان به. اهڙيءَ طرح ان ۾ توريت جي پٽين جا ٽڪرا به هئا ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام جي لٺ ۽ سندس ڪپڙا ۽ جتي مبارڪ ۽ حضرت هارون عليه السلام جي پڳ ۽ ان جي لٺ ۽ ٿورو من ۽ سلويٰ جيڪو بني اسرائيلن تي نازل ٿيندو هو. حضرت موسىٰ عليه السلام جنگ جي موقعن تي ان صندوق کي اڳيان رکندو هو، ان سان

اِنۡ كُنۡتُمۡ مُّؤۡمِنِيۡنَ ﴿٢٤٨﴾ فَلَمَّا فَصَلَ طَالُوۡتُ بِالۡجُنُوۡدِ قَالَ اِنَّ اللّٰهَ

جيڪڏهن ايمان وارا آهيو. پوءِ جڏهن طالوت لشڪر کي وٺي شهر کان جدا ٿيو ٥٠٥ چيائين ته بيشڪ الله

مُبۡتَلِيۡكُمۡ بِنَهَرٍ فَمَنۡ شَرِبَ مِنۡهُ فَلَيۡسَ مِنِّىۡ وَمَنۡ لَّمۡ يَطۡعَمۡهُ

اوهان کي هڪ نهر سان آزمائڻ وارو آهي پوءِ جيڪو ان جو پاڻي پيئندو سو منهنجو نه آهي ۽ جيڪو نه پيئندو

فَاِنَّهٗ مِنِّىۡۤ اِلَّا مَنِ اغۡتَرَفَ غُرۡفَةً بِيَدِهٖ فَشَرِبُوۡا مِنۡهُ اِلَّا قَلِيۡلًا

اهو منهنجو آهي مگر اهو جيڪو پنهنجي هٿ سان هڪ لپ ڀري ٥٠٦ پوءِ منجهائن ٿورن کان سواءِ سڀني ان مان

مِّنۡهُمۡ فَلَمَّا جَاوَزَهٗ هُوَ وَالَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا مَعَهٗ قَالُوۡا لَا طَاقَةَ لَنَا

پيتو ٥٠٧ پوءِ جڏهن طالوت ۽ ساڻس گڏ مسلمان نهر کان پار ٿيا چيائون اڄ اسان کي طاقت نه

الۡيَوۡمَ بِجَالُوۡتَ وَجُنُوۡدِهٖ قَالَ الَّذِيۡنَ يَظُنُّوۡنَ اَنَّهُمۡ مُّلٰقُوا

آهي جالوت ۽ ان جي لشڪرن تي انهن چيو جن کي الله سان ملڻ جو يقين هو

اللّٰهِ كَمۡ مِّنۡ فِئَةٍ قَلِيۡلَةٍ غَلَبَتۡ فِئَةً كَثِيۡرَةًۢ بِاِذۡنِ اللّٰهِ وَاللّٰهُ مَعَ

ڪيترا ڀيرا ٿوري جماعت الله جي حڪم سان گهڻي گروهه تي غالب ٿي آهي ۽ الله

الصّٰبِرِيۡنَ ﴿٢٤٩﴾ وَلَمَّا بَرَزُوۡا لِجَالُوۡتَ وَجُنُوۡدِهٖ قَالُوۡا رَبَّنَاۤ اَفۡرِغۡ عَلَيۡنَا

صبر وارن سان گڏ آهي ٥٠٨ ۽ پوءِ جڏهن جالوت ۽ ان جي لشڪرن جي سامهون آيا عرض ڪيائون اي اسان جا پالڻهار

صَبۡرًا وَّثَبِّتۡ اَقۡدَامَنَا وَانۡصُرۡنَا عَلَى الۡقَوۡمِ الۡكٰفِرِيۡنَ ﴿٢٥٠﴾ فَهَزَمُوۡهُمۡ

اسان تي صبر پلٽ ۽ اسان جا پير ثابت رک ۽ ڪافر قوم تي اسان جي مدد ڪر. پوءِ انهن

بِاِذۡنِ اللّٰهِ وَقَتَلَ دَاوٗدُ جَالُوۡتَ وَاٰتٰهُ اللّٰهُ الۡمُلۡكَ وَالۡحِكۡمَةَ

الله جي حڪم سان ڪين ڀڄائي ڇڏيو ۽ داؤد جالوت ٥٠٩ کي قتل ڪيو ۽ الله ان کي حڪومت ۽ حڪمت ٥١٠

وَعَلَّمَهٗ مِمَّا يَشَآءُ وَلَوۡلَا دَفۡعُ اللّٰهِ النَّاسَ بَعۡضَهُمۡ بِبَعۡضٍ

عطا فرمائي ۽ جيڪي ورتائين ان کي سيکاريائين ٥١١ ۽ جيڪڏهن الله ماڻهن ۾ هڪڙن ساٿين کي دفع نه ڪري ٥١٢

لَّفَسَدَتِ الۡاَرۡضُ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ ذُوۡ فَضۡلٍ عَلَى الۡعٰلَمِيۡنَ ﴿٢٥١﴾ تِلۡكَ

ته ضرور زمين تباهه ٿي وڃي ها پر الله ساري جهان تي فضل ڪرڻ وارو آهي.

اٰيٰتُ اللّٰهِ نَتۡلُوۡهَا عَلَيۡكَ بِالۡحَقِّ وَاِنَّكَ لَمِنَ الۡمُرۡسَلِيۡنَ ﴿٢٥٢﴾

هي الله جون آيتون آهن (اي محبوب!) اسان توتي چڱي طرح پڙهون ٿا ۽ بيشڪ تون رسولن مان آهين

٣٢ ع ٦ ١٦ بني اسرائيلن جي دلين کي آرام رهندو هو. اهڙيءَ طرح اهو تابوت وراثةً بني اسرائيلن ۾ هلندو آيو. جڏهن انهن کي ڪا مشڪل ايندي هئي ته اهي ان تابوت کي اڳيان رکي دعا گهرندا هئا ۽ ڪامياب ٿيندا هئا. دشمن جي مقابلي ۾ ان جي برڪت سان فتح حاصل ڪندا هئا. جڏهن بني اسرائيلن جي حالت خراب ٿي ۽ بدعملي تمام وڌي ويئي، تڏهن الله تعالىٰ انهن تي عمالقه کي مسلط ڪيو ته اهي انهن کان تابوت کسي کڻي ويا ۽ ان کي گندي جاءِ تي نه رکيائون ۽ بي حرمتي ڪيائون، ان ڪري اهي مختلف مرضن ۽ مصيبتن ۾ مبتلا ٿيا، اهڙيءَ طرح انهن جا پنج ڳوٺ هلاڪ ٿيا. انهن کي يقين ٿيو ته تابوت جي توهين سندن بربادي جو سبب آهي. تنهنڪري انهن ان تابوت کي هڪ بيل گاڏيءَ تي رکي ڍاند جوٽي ڇڏي ڏنو. ملائڪن ان کي بني اسرائيلن جي سامهون طالوت وٽ آندو. ان تابوت جو اچڻ بني اسرائيلن جي لاءِ طالوت جي بادشاهه هجڻ جي خاص نشاني قرار ڏنو ويو. ان ڪري اهي ان جي بادشاهيءَ جا اقراري ٿيا ۽ بي ڌڙڪ جهاد جي لاءِ تيار ٿي ويا، ڇو ته تابوت حاصل ڪري انهن کي پنهنجيءَ فتح جو يقين ٿيو. طالوت بني اسرائيلن مان ستر هزار جوان چونڊيا، جن ۾ حضرت داؤد عليه السلام به هو. (جلالين، جمل، خازن ۽ مدارڪ وغيره). فائدو:- هن مان معلوم ٿيو ته بزرگن جي تبرڪات جو عزت ۽ احترام لازم آهي ۽ انهن جي برڪت سان دعائون قبول ٿينديون آهن ۽ حاجتون پوريون ٿينديون آهن ۽ تبرڪات جي بي حرمتي گمراهن جو طريقو ۽ بربادي جو سبب آهي. فائدو:- تابوت ۾ نبين جون تصويرون ڪنهن ماڻهوءَ جون ناهيل نه هيون. بلڪ الله جي طرفان نهيل آيون هيون.

٥٠٥ يعني بيت المقدس کان دشمن جي طرف روانو ٿيو. اهو نهايت گرميءَ جو وقت هو، لشڪرين طالوت وٽ سخت گرميءَ جي شڪايت ڪندي پاڻي جي گهر ڪئي. ٥٠٦ هي امتحان مقرر فرمايو ويو هو ته جيڪو سخت اڃ جي وقت اطاعت ۽ حڪم تي مستقل رهيو، اهو آئنده به مستقل رهندو ۽ سختين جو مقابلو ڪري سگهندو. جيڪو هن وقت پنهنجي خواهش کان مغلوب ٿئي ۽ نافرماني ڪري، سو آئنده سختين کي ڪيئن برداشت ڪندو. ٥٠٧ جن جو تعداد ٽي سو تيرهن هو، انهن صبر ڪيو ۽ هڪ لپ پاڻيءَ جي انهن ۽ انهن جي جانورن لاءِ ڪافي ٿي ويئي ۽ انهن جي دل ۽ ايمان کي طاقت ملي ۽ نهر مان سلامتيءَ سان لنگهي ويا ۽ جن گهڻو پيتو انهن جا چپ ڪارا ٿي ويا، اڃ اڃا به وڌي ويئي ۽ همت هاري ويٺا. ٥٠٨ انهن جي مدد فرمائي ته ۽ انهيءَ جي مدد ڪرڻ جي ٿي. ٥٠٩ حضرت داؤد عليه السلام جو والد ايشا طالوت جي لشڪر ۾ هو ۽ ان سان گڏ سندس سڀ فرزند به هئا. حضرت داؤد عليه السلام انهن سڀني ۾ ننڍو هو، هو بيمار رهندو هو ۽ رنگ پيلو هوس. هو ٻڪريون چاريندو هو. جڏهن جالوت بني اسرائيلن کان مقابلو طلب ڪيو ته اهي سندس قوت ۽ ڊيل ڏسي گهبرائجي ويا، ڇو ته اهو وڏو جابر، طاقتور، وڏي جسم وارو ۽ قد آور هو. طالوت پنهنجي لشڪر ۾ اعلان ڪيو ته جيڪو شخص جالوت کي قتل ڪندو، مان ان کي پنهنجي نياڻي نڪاح ۾ ڏيندس ۽ اڌ بادشاهي به کيس حوالي ڪندس. مگر ان جو جواب ڪنهن نه ڏنو. پوءِ طالوت پنهنجي نبي حضرت شمويل عليه السلام کي عرض ڪيو ته الله جي بارگاهه ۾ دعا گهرو. پاڻ دعا گهريائون ته ٻڌايو ويو ته حضرت داؤد عليه السلام جالوت کي قتل ڪندو. طالوت کيس عرض ڪيو ته جيڪڏهن اوهان جالوت کي قتل ڪندؤ ته آئون پنهنجي نياڻي توهان جي نڪاح ۾ ڏيندس ۽ اڌ بادشاهي جو به پيش ڪندس. پاڻ قبول فرمائي جالوت جي طرف وڌيو. جنگ جي صف قائم ٿي، پاڻ پنهنجي هٿ مبارڪ ۾ فلاخن (پٿر اڇلائڻ جو اوزار) کڻي سامهون ٿيو. هن کي ڏسي جالوت جي دل ۾ دهشت پيدا ٿي، مگر ان وڏي تڪبر وارين ڳالهيون ڪيون ۽ کيس پنهنجي قوت سان رعب وجهڻ گهريو. پاڻ فلاخن ۾ پٿر رکي کيس هنيو ته اهو سندس پيشانيءَ کي چيريندي ٻنيان نڪري ويو ۽ جالوت ڪري مري ويو. حضرت داؤد عليه السلام کيس کڻي طالوت جي اڳيان اڇلايو. اهو ڏسي سڀ بني اسرائيل خوش ٿيا ۽ طالوت ڪيل وعدي موجب حضرت داؤد عليه السلام کي اڌ بادشاهي جو ڏنيءَ پنهنجي نياڻيءَ جو ساڻس نڪاح ڪري ڏنو. هڪ مدت کان پوءِ طالوت وفات ڪئي. سموري ملڪ تي حضرت داؤد عليه السلام جي بادشاهي ٿي. (جمل وغيره) ٥١٠ حڪمت مان نبوت مراد آهي. ٥١١ جيئن ته زره ناهڻ ۽ جانورن جي ٻولي سمجهڻ. ٥١٢ يعني الله تعالىٰ نيڪن جي صدقي بدن جون مصيبتون به دفع فرمائي ٿو. حضرت ابن عمر رضى الله تعالىٰ عنهما کان روايت آهي ته رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو ته الله تعالىٰ هڪ صالح مسلمان جي برڪت سان ان جي پاڙي جي سؤ گهرن جي مصيبت کي دفع فرمائي ٿو. سبحان الله! نيڪن جو قرب به فائدو پهچائي ٿو (خازن).

تِلْكَ الرُّسُلُ فَضَّلْنَا بَعْضَهُمْ عَلٰى بَعْضٍ ۘ مِنْهُمْ مَّنْ

هي ٥١٣ رسول آهن اسان انهن مان هڪڙن کي ٻين تي فضيلت ڏني ٥١٤ انهن مان

كَلَّمَ اللّٰهُ وَرَفَعَ بَعْضَهُمْ دَرَجٰتٍ ۭ وَاٰتَيْنَا عِيْسَى ابْنَ مَرْيَمَ

ڪنهن سان الله ڪلام فرمايو ٥١٥ ۽ ڪو اهو آهي جنهن کي سڀني تي درجا بلند ڪيائين ٥١٦ ۽ اسان مريم جي پٽ عيسىٰ کي

الْبَيِّنٰتِ وَاَيَّدْنٰهُ بِرُوْحِ الْقُدُسِ ۭ وَلَوْ شَاۗءَ اللّٰهُ مَا اقْتَتَلَ الَّذِيْنَ

چٽيون نشانيون ڏنيون ٥١٧ ۽ پاڪ روح سان ان جي مدد ڪئي ٥١٨ ۽ الله گهري ها ته انهن کان پوءِ وارا پاڻ ۾ نه

مِنْۢ بَعْدِهِمْ مِّنْۢ بَعْدِ مَا جَاۗءَتْهُمُ الْبَيِّنٰتُ وَلٰكِنِ اخْتَلَفُوْا

وڙهن ها هن کان پوءِ جو وٽن ڪليل نشانيون اچي ويون پر ٥١٩ اهي اختلاف ۾ پئجي ويا

فَمِنْهُمْ مَّنْ اٰمَنَ وَمِنْهُمْ مَّنْ كَفَرَ ۭ وَلَوْ شَاۗءَ اللّٰهُ مَا اقْتَتَلُوْا ۣ

انهن مان ڪو ايمان تي رهيو ۽ ڪو ڪافر ٿي ويو ٥٢٠ ۽ الله گهري ها ته اهي نه وڙهن ها

وَلٰكِنَّ اللّٰهَ يَفْعَلُ مَا يُرِيْدُ ۝۲۵۳ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اَنْفِقُوْا

مگر الله جيڪي وڻيس ڪري ٿو ٥٢١ اي ايمان وارؤ الله جي واٽ ۾ اسان جي

مِمَّا رَزَقْنٰكُمْ مِّنْ قَبْلِ اَنْ يَّاْتِيَ يَوْمٌ لَّا بَيْعٌ فِيْهِ وَلَا خُلَّةٌ وَّ

ڏني مان خرچ ڪيوان ڏينهن اچڻ کان اڳي جنهن ۾ نه خريد فروخت آهي ڪافرن جي واسطي دوستي ۽

لَا شَفَاعَةٌ ۭ وَالْكٰفِرُوْنَ هُمُ الظّٰلِمُوْنَ ۝۲۵۴ اَللّٰهُ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۚ

نه شفاعت ۽ ڪافر پاڻ ئي ظالم آهن ٥٢٢ الله آهي جنهن کان سواءِ ڪو به معبود نه آهي ٥٢٣

اَلْحَيُّ الْقَيُّوْمُ ڬ لَا تَاْخُذُهٗ سِـنَةٌ وَّلَا نَوْمٌ ۭ لَهٗ مَا فِي السَّمٰوٰتِ

اهو پاڻ زنده ۽ ٻين کي قائم رکندڙ آهي ٥٢٤ ان کي نه ڪڙهپ ٿي ٿي ۽ نه ننڊ ٥٢٥ انهي جو آهي جو ڪجهه آسمانن ۾ آهي

وَمَا فِي الْاَرْضِ ۭ مَنْ ذَا الَّذِيْ يَشْفَعُ عِنْدَهٗٓ اِلَّا بِاِذْنِهٖ ۭ يَعْلَمُ

۽ جو ڪجهه زمين ۾ ٥٢٦ اهو ڪير آهي جو ان وٽ سفارش ڪري ان جي حڪم جي بغير ٥٢٧ ڄاڻي ٿو

مَا بَيْنَ اَيْدِيْهِمْ وَمَا خَلْفَهُمْ ۚ وَلَا يُحِيْطُوْنَ بِشَيْءٍ مِّنْ

جو ڪجهه انهن جي اڳيان آهي ۽ جو ڪجهه انهن جي پٺيان ٥٢٨ ۽ اهي حاصل نٿا ڪن ان جي علم مان

عِلْمِهٖٓ اِلَّا بِمَا شَاۗءَ ۚ وَسِعَ كُرْسِـيُّهُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ ۚ وَ

مگر جيترو اهو گهري ٥٢٩ ان جي ڪرسي ۾ سما يل آهن آسمان ۽ زمين ٥٣٠ ۽

ع ٣٣ ٥ ١

٥١٣ هي حضرات جن جو ذڪر گذريل آيت ۾ خاص اِنَّكَ لَمِنَ الْمُرْسَلِيْنَ آيت ۾ فرمايو ويو. ٥١٤ هن مان معلوم ٿيو ته نبين سڳورن جا مرتبا الگ الگ آهن. ڪن کان ڪي حضرات افضل آهن جيتوڻيڪ نبوت ۾ ڪو به فرق نه آهي. نبوت جي وصف ۾ سڀ هڪٻئي جا شريڪ آهن، مگر خصائص ۽ ڪمالات ۾ جدا جدا درجا آهن. اهوئي آيت جو مضمون آهي ۽ انهي تي پوري اُمت جو اجماع آهي (خازن ۽ مدارڪ).

٥١٥ يعني بي واسطه، جيئن حضرت موسىٰ عليه السلام کي طور جبل تي ڪلام سان مشرف فرمايو ۽ نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کي معراج ۾ (جمل).

٥١٦ اهي حضور پُرنور سيد عالم حضرت محمد مصطفىٰ صلى الله عليه وسلم جن آهن، جن کي گهڻن درجن سان سڀني نبين سڳورن تي فضيلت ڏني، ان تي سموري امت جو اجماع آهي ۽ حديثن جي گهڻائي سان ثابت آهي. آيت ۾ حضور جن جي هن بلند مرتبي جو بيان فرمايو ويو ۽ اسم مبارڪ جي تصريح نه ڪئي وئي، هن مان به حضور اقدس صلى الله عليه وسلم جن جي بلند شان جو اظهار مقصود آهي ته الله تعالىٰ جو هي شان آهي جو جڏهن سمورن نبين سڳورن تي فضيلت جو بيان ڪيو وڃي ته پوءِ ذات اقدس کان سواءِ هيءَ وصف ڪنهن تي صادق ئي ڪانه ٿي اچي ۽ ڪو شبهي جي واٽ نه لهي سگهي. حضور عليه الصلوٰة والسلام جن جا اهي خصائص ۽ ڪمالات جن ۾ پاڻ سڀني نبين سڳورن تي برگزيده ۽ افضل آهن ۽ سندن ڪو شريڪ نه آهي، گهڻا آهن، جو قرآن ڪريم ۾ هي ارشاد ٿيو. درجا بلند ڪيا، انهن درجن جو ڪو شمار قرآن ڪريم ۾ ذڪر نه فرمايائين ته پوءِ هاڻي ڪير حد لڳائي سگهي ٿو. انهن بي شمار خصائص مان ڪن جو جامع ۽ مختصر بيان هي آهي ته سندن رسالت عام آهي، سموري ڪائنات سندن اُمت آهي. الله تعالىٰ فرمايو وَمَآ اَرْسَلْنٰكَ اِلَّا كَاۗفَّةً لِّلنَّاسِ بَشِيْرًا وَّنَذِيْرًا ٻي آيت ۾ فرمايو لِيَكُوْنَ لِلْعٰلَمِيْنَ نَذِيْرَا مسلم شريف جي حديث ۾ ارشاد ٿيو اُرْسِلْتُ اِلَى الْخَلَائِقِ كَاۗفَّةً ۽ متن نبوت ختم ڪئي وئي قرآن پاڪ ۾ کين خاتم النبيين فرمايائين، حديث شريف ۾ ارشاد ٿيو خُتِمَ بِيَ النَّبِيُّوْنَ. چٽين نشانين ۽ روشن معجزن ۾ کين سڀني نبين سڳورن تي فضيلت ڏني وئي. سندن اُمت کي سڀني اُمتن کان افضل ڪيو ويو. شفاعت ڪبرىٰ کين عطا ٿي، قرب خاص معراج ۾ مليو. علمي عملي ڪمالات ۾ کين سڀني کان اعلىٰ ڪيائين ۽ ان کان سواءِ بي انتها خصائص عطا ٿيا. (مدارڪ، جمل، خازن ۽ بيضاوي وغيره). ٥١٧ جيئن مئلن کي زنده ڪرڻ، بيمارن کي تندرست ڪرڻ، مٽيءَ مان پکي ٺاهڻ ۽ غيب جون خبرون ڏيڻ وغيره. ٥١٨ يعني جبرئيل عليه السلام جيڪو هميشه ساڻس گڏ رهندو هو. ٥١٩ يعني نبين سڳورن جا معجزا. ٥٢٠ يعني اڳين نبين سڳورن جون امتون به ايمان ۽ ڪفر ۾ مختلف رهيون. هيءَ نه ٿيو جو ساري اُمت فرمانبردار ٿي هجي. ٥٢١ اُن جي بادشاهيءَ ۾ اُن جي مرضيءَ جي خلاف ڪجهه به ٿو ٿي سگهي ۽ اهوئي خدا جو شان آهي. ٥٢٢ جو انهن دنيا جي زندگيءَ ۾ حاجت جي ڏينهن يعني قيامت جي لاءِ ڪجهه نه ڪيو. ٥٢٣ هن ۾ الله تعالىٰ جي الوهيت ۽ اُن جي توحيد جو بيان آهي، هن آيت کي آيت الڪرسي چوندا آهن. حديثن ۾ اُن جون گهڻيون فضيلتون آيل آهن. ٥٢٤ يعني واجب الوجود ۽ جهان جو ايجاد ڪرڻ وارو ۽ تدبير فرمائڻ وارو. ٥٢٥ ڇو ته اهو نقص آهي ۽ الله نقص کان پاڪ آهي. ٥٢٦ هن ۾ اُن جي مالڪيت ۽ امر جي نافذ ڪرڻ ۽ تصرف جو بيان آهي ۽ نهايت لطيف طرز ۾ شرڪ جو رد آهي ته جڏهن سارو جهان ان جي ملڪيت آهي ته پوءِ شريڪ ڪير ٿي سگهي ٿو. مشرڪ يا ته ستارن کي پوڄيندا آهن، جيڪي آسمانن ۾ آهن. يا دريائن، پهاڙن، پٿرن، وڻن، جانورن ۽ باه وغيره کي، جيڪي زمين ۾ آهن. جڏهن آسمانن ۽ زمين ۾ هر شيءِ الله تعالىٰ جي ملڪيت آهي ته پوءِ اهي پوڄڻ جي قابل ڪيئن ٿي سگهن ٿا. ٥٢٧ هن ۾ مشرڪن جو رد آهي، جن جو گمان هو ته بُت شفاعت ڪندا. انهن کي ٻڌايو ويو ته ڪافرن جي لاءِ شفاعت نه آهي. الله تعالىٰ جي حضور کان جن کي اجازت ملي، تن کان سواءِ ٻيو ڪو به شفاعت نه ڪري سگهي ۽ اجازت وارا انبياء، ملائڪ ۽ مؤمن آهن. ٥٢٨ يعني ماقبل ۽ مابعد يا دنيا ۽ آخرت جا اُمور. ٥٢٩ ۽ جن کي اهو مطلع فرمائي. اهي نبي ۽ رسول آهن، جن کي غيب تي مطلع فرمائڻ انهن جي نبوت جو دليل آهي. ٻي آيت ۾ ارشاد فرمايائين لَا يُظْهِرُ عَلٰى غَيْبِهٖٓ اَحَدًا اِلَّا مَنِ ارْتَضٰى مِنْ رَّسُوْلٍ. (خازن). ٥٣٠ هن ۾ اُن جي شان جي عظمت جو اظهار آهي ۽ ڪرسيءَ مان علم، قدرت مراد آهي يا عرش جي هيٺان ۽ ستن آسمانن جي مٿان آهي ۽ ممڪن آهي ته هي اهوئي هجي جيڪو فلڪ البروج جي نالي سان مشهور آهي.

لَا يَـُٔودُهٗ حِفْظُهُمَا ۚ وَهُوَ الْعَلِيُّ الْعَظِيْمُ ﴿٢٥٥﴾ لَآ اِكْرَاهَ فِي

انهن جي نگهباني ان کي ڏکي نه آهي ۽ اهوئي آهي بلند وڏائي وارو ٥٣١ ڪا زبردستي نه آهي ٥٣٢

الدِّيْنِ ۙ قَدْ تَّبَيَّنَ الرُّشْدُ مِنَ الْغَيِّ ۚ فَمَنْ يَّكْفُرْ بِالطَّاغُوْتِ

دين ۾ بيشڪ خوب جدا ٿي ويئي آهي سڌي واٽ گمراهيءَ کان پوءِ جيڪو شيطان کي نه مڃي

وَيُؤْمِنْ بِاللّٰهِ فَقَدِ اسْتَمْسَكَ بِالْعُرْوَةِ الْوُثْقٰى ۗ لَا انْفِصَامَ

۽ الله تي ايمان آڻي ٥٣٣ انهيءَ مضبوط ڪڙيءَ کي پڪڙيو جنهن کي ڪڏهن ڇڄڻ نه آهي

لَهَا ۗ وَاللّٰهُ سَمِيْعٌ عَلِيْمٌ ﴿٢٥٦﴾ اَللّٰهُ وَلِيُّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا ۙ يُخْرِجُهُمْ

۽ الله ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي الله والي آهي مسلمانن جو انهن کي ڪڍي ٿو

مِّنَ الظُّلُمٰتِ اِلَى النُّوْرِ ؕ وَالَّذِيْنَ كَفَرُوْٓا اَوْلِيٰٓـُٔهُمُ الطَّاغُوْتُ ۙ

اونداهين مان ٥٣٤ نور جي طرف ۽ ڪافرن جا حمايتي شيطان آهن

يُخْرِجُوْنَهُمْ مِّنَ النُّوْرِ اِلَى الظُّلُمٰتِ ؕ اُولٰٓئِكَ اَصْحٰبُ النَّارِ ۚ هُمْ

اهي انهن کي نور کان اونداهين جي طرف ڪڍندا آهن اهي ئي ماڻهو دوزخي آهن اهي ان ۾

فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ﴿٢٥٧﴾ اَلَمْ تَرَ اِلَى الَّذِيْ حَآجَّ اِبْرٰهٖمَ فِيْ رَبِّهٖٓ اَنْ

هميشه رهڻا آهن اي محبوب ڇا تو نه ڏٺو ان کي جنهن ابراهيم سان جهڳڙو ڪيو سندس رب جي باري ۾ هن تي

اٰتٰىهُ اللّٰهُ الْمُلْكَ ۘ اِذْ قَالَ اِبْرٰهٖمُ رَبِّيَ الَّذِيْ يُحْيٖ وَيُمِيْتُ ۙ

٥٣٥ ته الله ان کي بادشاهي ڏني جڏهن ته ابراهيم چيو ته منهنجو رب اهو آهي جيڪو جياري ٿو ۽ ماري ٿو

قَالَ اَنَا اُحْيٖ وَاُمِيْتُ ؕ قَالَ اِبْرٰهٖمُ فَاِنَّ اللّٰهَ يَاْتِيْ بِالشَّمْسِ

چوڻ لڳو مان جياريندو ۽ ماريندو آهيان ٥٣٦ ابراهيم فرمايو ته الله سج کي آڻيندو آهي

مِنَ الْمَشْرِقِ فَاْتِ بِهَا مِنَ الْمَغْرِبِ فَبُهِتَ الَّذِيْ كَفَرَ ؕ

اوڀر کان تون ان کي اولهه کان آڻ ٥٣٩ ته ڪافر جا هوش اڏامي ويا

وَاللّٰهُ لَا يَهْدِي الْقَوْمَ الظّٰلِمِيْنَ ﴿٢٥٨﴾ اَوْ كَالَّذِيْ مَرَّ عَلٰى قَرْيَةٍ

۽ الله ظالمن کي واٽ نه ٿو ڏيکاري يا ان وانگر جيڪو لنگهيو هڪ ڳوٺ کان ٥٤٠

وَّهِيَ خَاوِيَةٌ عَلٰى عُرُوْشِهَا ۚ قَالَ اَنّٰى يُحْيٖ هٰذِهِ اللّٰهُ بَعْدَ

۽ اهو ڊٺل هو پنهنجي ڇتين پر چوڻ لڳو هن کي ڪيئن جياريندو الله ان جي مرڻ

٥٣١ هن آيت ۾ الٰهيات جي اعلىٰ مسئلن جو بيان آهي ۽ هن مان ثابت آهي ته الله تعالىٰ موجود آهي. خدائيءَ ۾ اڪيلو آهي، حيات سان موصوف آهي، واجب الوجود پاڻ کان سواءِ ٻين جو ايجاد ڪندڙ آهي حيز ۽ حلول، تبديلي ۽ خلل کان پاڪ آهي. نه ڪنهن جي ان سان مشابهت نه مخلوق جي عوارض کي ان تائين پهچ، ملڪ ۽ ملڪوت جو مالڪ، اصول ۽ فروع جو ايجاد ڪندڙ، مضبوط پڪڙڻ وارو، جنهن جي حضور ۾ اجازت ڏنل کان سواءِ ڪو شفاعت لاءِ چپ چوري نه سگهي، سڀني شين جي ڄاڻ وارو، ظاهر ۽ لڪل جو به ۽ ڪُليءَ ۽ جُزئيءَ جو به، ملڪيت ۽ قدرت جي ڪشادگيءَ وارو، سمجهه، وهم ۽ سوچ کان بلند ۽ بالا. ٥٣٢ صفات الٰهيه کان پوءِ لَآ اِكْرَاهَ فِي الدِّيْنِ فرمائڻ ۾ هي آگاهه ڪرڻ آهي ته هاڻي عقل واري جي لاءِ حق جي قبول ڪرڻ ۾ تامل (غور ۽ فڪر) جو ڪو به سبب باقي نه رهيو. ٥٣٣ هن ۾ اشارو آهي ته ڪافر جي لاءِ پهريائين پنهنجي ڪفر کان توبه ۽ بيزاري ڪرڻ ضروري آهي. ان کان پوءِ ايمان آڻڻ صحيح ٿئي ٿو. ٥٣٤ ڪفر ۽ گمراهيءَ جي ايمان ۽ هدايت جي روشني ۾. ٥٣٥ غرور ۽ تڪبر تي. ٥٣٦ ۽ ساري زمين جي بادشاهي عطا فرمائي، اُن تي ان شڪر ۽ اطاعت جي بجاءِ تڪبر ۽ ڏاڍ ڪيو ۽ ربوبيت جي دعوىٰ ڪرڻ لڳو. ان جو نالو نمرود بن ڪنعان هو، سڀني کان پهريائين مٿي تي تاج رکڻ وارو هي ئي هو. جڏهن حضرت ابراهيم عليه السلام ان کي خدا جي پوڄ جي دعوت ڏني، توڙي باهه ۾ اڇلائڻ کان اڳ يا ان کان پوءِ، ته پوءِ اهو چوڻ لڳو ته تنهنجو رب ڪهڙو آهي، جنهن جي طرف تون اسان کي سڏين ٿو؟ ٥٣٧ يعني جسمن ۾ موت ۽ زندگي پيدا ڪري ٿو. هڪ خدا ناشناس جي لاءِ هيءَ بهترين هدايت هئي ۽ ان ۾ ٻڌايو ويو هو ته خود تنهنجي زندگي اُن جي وجود جي شاهد آهي ته تون هڪ بي جان نطفو هئين جنهن ان کي انساني صورت ڏني ۽ حياتي عطا فرمائي، اهو رب آهي ۽ زندگيءَ کان پوءِ وري زنده جسمن کي جيڪو موت ڏئي ٿو اهو پروردگار آهي، ان جي قدرت جي شاهدي خود تنهنجي پنهنجي موت ۽ حياتيءَ ۾ موجود آهي. ان جي وجود کان بي خبر رهڻ مڪمل جهالت، بيوقوفي ۽ انتهائي بدنصيبي آهي. هي دليل اهڙو ته زبردست هو جو اُن جو جواب نمرود کان ٿي نه سگهيو ۽ هن خيال سان ته مجمعي ۾ هن کي لاجواب ۽ شرمنده ٿيڻو پوي ٿو، اُن اُبتو سُبتو بحث اختيار ڪيو. ٥٣٨ نمرود ٻن شخصن کي گهرايو، انهن مان هڪڙي کي قتل ڪيو، ٻئي کي ڇڏي ڏنو ۽ چوڻ لڳو ته مان به جياريان ٿو ۽ ماريان ٿو، يعني ڪنهن کي گرفتار ڪري ڇڏي ڏيڻ اُن کي جيارڻ آهي. هيءُ اُن جي نهايت بي وقوفيءَ جي ڳالهه هئي، ڪٿي قتل ڪرڻ ۽ ڇڏي ڏيڻ ۽ ڪٿي موت ۽ زندگي پيدا ڪرڻ. قتل ڪيل شخص کي زنده ڪرڻ کان عاجز رهڻ ۽ اُن جي بجاءِ زنده ڇڏي ڏيڻ کي جيارڻ چوڻ ئي اُن جي ذلت لاءِ ڪافي هو. عقل وارن تي انهيءَ مان ظاهر ٿي ويو ته جيڪا حجت حضرت ابراهيم عليه السلام قائم فرمائي اها قاطع ۽ ان جو جواب ممڪن نه آهي، پر جڏهن ته نمرود جي جواب ۾ دعوىٰ جو شان پيدا ٿي ويو ته پوءِ حضرت ابراهيم عليه السلام ان تي مناظرانه پڪڙ ڪئي ته موت ۽ حياتيءَ جو پيدا ڪرڻ ته تنهنجي مقدور ۾ نه آهي، اي ربوبيت جا ڪوڙا مدعي! تون ان کان آسان ڪم ئي ڪري ڏيکار، جيڪو هڪ حرڪت واري جسم جي حرڪت جو تبديل ڪرڻ آهي. ٥٣٩ هي به نه ڪري سگهين ته پوءِ ربوبيت جي دعوىٰ ڪهڙي منهن سان ڪرين ٿو. مسئلو: هن آيت ۾ علم ڪلام ۾ مناظري ڪرڻ جو ثبوت ملي ٿو. ٥٤٠ گهڻن جي قول مطابق هيءُ واقعو حضرت عزير عليه السلام جو آهي ۽ ڳوٺ مان بيت المقدس مراد آهي. جڏهن بخت نصر بادشاهه بيت المقدس کي ويران ڪيو ۽ بني اسرائيلن کي گرفتار ڪري قتل ۽ تباهه ڪيو. پوءِ حضرت عزير عليه السلام اتان لنگهيو پاڻ وٽ هڪ ٿانءُ کجور جو ۽ هڪ پيالو انگورن جي رس جو پيل هو ۽ پاڻ هڪ وڏن ڪنن واري گڏهه تي سوار هو. سموري ڳوٺ ۾ ڦريو، ڪنهن شخص کي اتي نه ڏٺائين، ڳوٺ جي عمارتن کي ڊٺل ڏٺائين ته پاڻ تعجب واسطي چيائين اَنّٰى يُحْيٖ هٰذِهِ اللّٰهُ بَعْدَ مَوْتِهَا ۽ پاڻ پنهنجي سواريءَ جي گڏهه کي اتي ٻڌي آرام فرمائيندو ان حالت ۾ سندس روح قبض ڪيو ويو ۽ گڏهه به مري ويو. هي صبح جي وقت جو واقعو آهي: ان کان پوءِ ستر سالن بعد الله تعالىٰ فارس جي بادشاهن مان هڪ بادشاهه کي مسلط ڪيو ۽ اهو پنهنجون فوجون وٺي بيت المقدس پهتو ۽ ان کي اڳي کان به سهڻي طريقي سان آباد ڪيائين ۽ بني اسرائيلن مان جيڪي ماڻهو باقي رهيا هئا الله تعالىٰ انهن کي وري اتي آندو ۽ اُهي بيت المقدس ۽ ان جي پاسن ۾ آباد ٿيا ۽ انهن جو تعداد وڌندو رهيو. ان زماني ۾ الله تعالىٰ حضرت عزير عليه السلام کي دنيا جي اکين کان لڪل رکيو ۽ ڪو به کيس ڏسي نه سگهيو. جڏهن سندس وفات کي هڪ سؤ سال گذري ويا ته الله تعالىٰ کيس زنده ڪيو، پهريائين اکين ۾ ساهه آيو، اڃا تائين باقي سمورو جسم مئل هو ۽ اهو پاڻ کي ڏسندي ڏسندي زنده ڪيو ويو. هيءُ واقعو شام جي وقت سج لهڻ جي ويجهو هو، الله تعالىٰ انکي فرمايو ته هتي ڪيترا ڏينهن رهئين؟ ان اندازي سان عرض ڪيو ته هڪ ڏينهن يا ان کان ڪجهه گهٽ، سندس

مَوْتِهَا ۚ فَاَمَاتَهُ اللّٰهُ مِائَةَ عَامٍ ثُمَّ بَعَثَهٗ ۗ قَالَ كَمْ لَبِثْتَ ؕ

کان پوءِ تہ اللہ ان کي مئل رکيو سؤ سال پوءِ جيار ياائين ۽ فرمايائين تونهتي ڪيترو رهين

قَالَ لَبِثْتُ يَوْمًا اَوْ بَعْضَ يَوْمٍ ؕ قَالَ بَلْ لَّبِثْتَ مِائَةَ عَامٍ

عرض ڪيائين هڪڙو ڏينهن يا ڪجھ گهٽ رهيو هوندس، فرمايائين نہ تو کي سؤ سال گذري ويا

فَانْظُرْ اِلٰى طَعَامِكَ وَشَرَابِكَ لَمْ يَتَسَنَّهْ ۚ وَانْظُرْ اِلٰى حِمَارِكَ

۽ پنهنجي کاڌي ۽ پاڻيءَ کي ڏس جو ڪيا تائين بد بوءِ دار نہ ٿيو آهي ۽ پنهنجي گڏه کي ڏس جو ان جا هڏا بہ سلامت نہ رهيا آهن

وَلِنَجْعَلَكَ اٰيَةً لِّلنَّاسِ وَانْظُرْ اِلَى الْعِظَامِ كَيْفَ نُنْشِزُهَا

۽ اهو هن لاءِ جو تو کي اسان ماڻهن جي واسطي نشاني ڪريون ۽ هنن هڏن کي ڏس ڪيئن اسان انهن کي اوتي ڏيون ٿا

ثُمَّ نَكْسُوْهَا لَحْمًا ؕ فَلَمَّا تَبَيَّنَ لَهٗ ۙ قَالَ اَعْلَمُ اَنَّ اللّٰهَ عَلٰى كُلِّ

پوءِ انهن کي گوشت ڍڪايون ٿا جڏهن هيءَ ڳالهہ ان تي ظاهر ٿي ويئي، چوڻ لڳو تہ مان خوب ڄاڻان ٿو تہ اللہ سڀ ڪجھ

شَیْءٍ قَدِیْرٌ ﴿۲۵۹﴾ وَاِذْ قَالَ اِبْرٰهٖمُ رَبِّ اَرِنِیْ كَیْفَ تُحْیِ الْمَوْتٰى ؕ

ڪري سگهي ٿو. ۽ جڏهن ابراهيم عرض ڪيو ٥٤٢ اي منهنجا رب مون کي ڏيکار تون مئل ڪيئن جياريندين

قَالَ اَوَلَمْ تُؤْمِنْ ؕ قَالَ بَلٰى وَلٰكِنْ لِّیَطْمَىِٕنَّ قَلْبِیْ ؕ قَالَ فَخُذْ

فرمايائين ڇا تو کي يقين نہ آهي ٥٤٣ عرض ڪيائين يقين ڇو نہ آهي پر گهران ٿو تہ منهنجي دل کي قرار اچي وڃي ٥٤٤ فرمايائين

اَرْبَعَةً مِّنَ الطَّیْرِ فَصُرْهُنَّ اِلَیْكَ ثُمَّ اجْعَلْ عَلٰى كُلِّ جَبَلٍ مِّنْهُنَّ

تہ چڱو چار پکي وٺي پاڻ سان مانوس ڪر ٥٤٥ پوءِ انهن جو هڪ هڪ ٽڪر هڪ هڪ پهاڙ تي

جُزْءًا ثُمَّ ادْعُهُنَّ یَاْتِیْنَكَ سَعْیًا ؕ وَاعْلَمْ اَنَّ اللّٰهَ عَزِیْزٌ

رک پوءِ انهن کي سڏ تہ اهي تو وٽ هلي ايندا ڊُڪندي ٥٤٦ ۽ يقين رک تہ اللہ غالب

حَكِیْمٌ ﴿۲۶۰﴾ مَثَلُ الَّذِیْنَ یُنْفِقُوْنَ اَمْوَالَهُمْ فِیْ سَبِیْلِ اللّٰهِ كَمَثَلِ

حڪمت وارو آهي. انهن جو مثال جيڪي پنهنجو مال اللہ جي واٽ ۾ خرچ ڪندا آهن ٥٤٧ ان

حَبَّةٍ اَنْۢبَتَتْ سَبْعَ سَنَابِلَ فِیْ كُلِّ سُنْۢبُلَةٍ مِّائَةُ حَبَّةٍ ؕ

داڻي وانگر جنهن ڄمايا ست سنگ ٥٤٨ هر سنگ ۾ سؤ داڻا ٥٤٩

وَاللّٰهُ یُضٰعِفُ لِمَنْ یَّشَآءُ ؕ وَاللّٰهُ وَاسِعٌ عَلِیْمٌ ﴿۲۶۱﴾ اَلَّذِیْنَ

اللہ ان کان بہ زياده وڌائي جنهن لاءِ گهري ۽ اللہ وسعت وارو علم وارو آهي. جيڪي ماڻهو

خيال ۾ هو تہ هي انهيءَ ڏينهن جي شام آهي، جنهن جي صبح جو سمهيو هو. فرمايائين، پر تون سؤ سال رهيو آهين. پنهنجي کاڌي پاڻي يعني کجور ۽ انگورن جي رس کي ڏس تہ اهڙا ئي آهن، جن ۾ بوءِ بہ نہ پئي ۽ پنهنجي گڏه کي ڏس، ڏٺائين تہ اهو مري سُڪي مٽي ٿي ويو آهي، عضوا پکڙيل آهن هڏا اسفيد ٿي چمڪي رهيا آهن. سندس اکين آڏو ان جا عضوا گڏ ٿيا، پنهنجن پنهنجن جاين تي آيا، هڏن تي گوشت چڙهيو، گوشت تي کل چڙهي، وار نڪتا، اتي جو اتي ان ۾ روح ڦوڪيو ويو، اهو اُٿي بيهي رهيو ۽ آواز ڪرڻ لڳو. پاڻ اللہ تعالیٰ جي قدرت جو مشاهدو ڪيائين ۽ پڻ فرمايائين تہ مان ڄاڻان ٿو تہ اللہ تعالیٰ هر شيءِ تي قادر آهي. پوءِ پاڻ پنهنجي اُن سواريءَ تي سوار ٿي ڪري پنهنجي محلي ۾ تشريف آندائين، مٿي ۽ ڏاڙهي مبارڪ جا وار سفيد هئا. عمر اهائي چاليهن سالن جي هئي، ڪو بہ ڪير نہ سڃاڻي سگهي پيو. اندازي سان پنهنجي جاءِ تي پهتو، هڪ ضعيف پوڙهي ملي، جنهن جا پير سُڪي ويا هئا، نابين ٿي چڪي، اها سندس گهر جي ٻانهي هئي ۽ ان کيس ڏٺو هو. پاڻ ان کان معلوم ڪيائين تہ هي عزير جو گهر آهي؟ ان چيو ها ۽ هن چيو تہ عزير ڪٿي آهي؟ ان چيو تہ ان کي گم ٿئي سؤ سال گذري چڪا آهن ۽ هي چئي گهڻو وقت رُني، پاڻ فرمايائين تہ مان اهوئي عزير آهيان. ان چيو سبحان اللہ! پر اهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟! پاڻ فرمايائين اللہ تعالیٰ مون کي سؤ سال مئل رکيو، هاڻي مون کي زنده فرمايائين. اُن چيو حضرت عزير مستجاب الدعوات هو، جيڪا بہ دعا گهرندو هو سا قبول پوندي هئي. تو هان دعا گهرو تہ مان ڏسندڙ ٿي وڃان تہ جيئن مان تو هان کي پنهنجي اکين سان ڏسان. پاڻ دعا گهريائون تہ اها ڏسڻ جي قابل ٿي. پاڻ ان جو هٿ پڪڙي فرمايائين اُٿ خدا جي حڪم سان. هيءَ فرمائڻ سان ئي ان جا مُڪل پير درست ٿي ويا ۽ اُن کيس ڏسي سڃاتو ۽ چيو تہ مان شاهدي ڏيان ٿي تہ تو هان بيشڪ حضرت عزير عليه السلام آهيو. اها کيس بني اسرائيلن جي محلي ۾ وٺي ويئي، اتي هڪ مجلس ۾ سندس فرزند بہ هو، جنهن جي عمر هڪ سؤ ارڙهن سال ٿي چڪي هئي ۽ سندس پوٽا بہ هئا، جيڪي پوڙها ٿي چڪا هئا. پوڙهيءَ مجلس ۾ پڪاريو تہ هي حضرت عزير تشريف وٺي آيا آهن، مجلس وارن ان کي ڪوڙ ڪيو. پوڙهيءَ چيو، مون کي ڏسو، سندس دعا سان منهنجي هيءَ حالت ٿي ويئي آهي. ماڻهو اُٿيا ۽ وٽس هليا آيا. سندس فرزند چيو تہ منهنجي والده جي ڪلهن جي وچ تي ڪارن وارن جو هڪ هلال (ٽين تاريخ جو چنڊ) هو. اهو جسم مبارڪ کولي ڏيکاريو ويو تہ موجود هو. ان زماني ۾ توريت جو نسخو ڪو نہ رهيو هو، ڪو ان جي



ڄاڻڻ وارو موجود نہ هو. پاڻ پورو توريت ياد پڙهيائون، هڪ شخص چيو تہ مون کي پنهنجي پيءُ کان معلوم ٿيو تہ بخت نصر جي ظلمن کان پوءِ گرفتاريءَ جي زماني ۾ منهنجي ڏاڏي توريت هڪ جاءِ تي دفن ڪري ڇڏيو هو. اُن جي مون کي خبر آهي، ڪوشش ڪري اتان توريت جو دفن ٿيل نسخو ڪڍيو ويو. حضرت عزير عليه السلام پنهنجي يادگيري مطابق جيڪو نسخو لکرايو هو، اهو ڪيل نسخو اُن سان پيٽيو ويو تہ هڪ حرف بہ فرق نہ هو. (جمل). ٥٤١ تہ پهريائين جيئون ڪريون وري انهن تي پيٽيون اچي ڪريون. ٥٤٢ مفسرن لکيو آهي تہ سمنڊ جي ڪناري تي هڪ ماڻهو مئل پيو هو. سمنڊ جو پاڻي چڙهندو ۽ لهندو رهندو آهي، جڏهن پاڻي چڙهندو هو تہ ان کي مڇيون کائيندي هيون ۽ لهندو هو تہ جهنگ جا جانوران جي لاش کي کائيندا هئا، جانور هليا ويندا هئا تہ وري ان کي پکي کائيندا هئا. حضرت ابراهيم عليه السلام جڏهن هي ملاحظه فرمايو تہ کيس شوق ٿيو تہ ڏسان تہ مُئل ڪهڙيءَ طرح زنده ڪيا ويندا. پاڻ اللہ جي درگاهہ ۾ عرض ڪيائين تہ اي منهنجا رب! مون کي يقين آهي تہ تون مُئلن کي زنده فرمائيندين ۽ انهن جا جُزا دريائي جانورن ۽ ڦاڙيندڙن جي پيٽ ۽ پکين جي معدن مان جمع فرمائيندين. پر مان هن عجيب نظاري ڏسڻ جي اميد رکان ٿو. مفسرن جو هڪ قول هيءُ بہ آهي تہ جڏهن اللہ تعالیٰ حضرت ابراهيم عليه السلام کي پنهنجو خليل ڪيو ۽ ملڪ الموت رب العزت کان اجازت وٺي وٽس هيءَ خوشخبري ڏيڻ آيو. پاڻ خوشخبري ٻُڌي اللہ جو حمد ڪيائين ۽ ملڪ الموت کي فرمايائين تہ اُن خليل بڻجڻ جي ڪهڙي نشاني آهي، ان عرض ڪيو ۽ هيءَ تہ اللہ تعالیٰ تنهنجي دُعا قبول فرمائيندو ۽ تنهنجي سوال تي مُئل زنده ڪندو. تڏهن پاڻ اها دعا فرمايائين. (خازن). ٥٤٣ اللہ تعالیٰ غيب ۽ شهادت جو عالم آهي، ان کي حضرت ابراهيم عليه السلام جي مڪمل ايمان ۽ يقين جو علم آهي باوجود ان جي هي سوال فرمائڻ تہ ڇا تو کي يقين نہ آهي، اُن لاءِ آهي تہ ٻڌندڙن کي سوال جو مقصد معلوم ٿي وڃي ۽ ڄاڻن تہ هي سوال ڪنهن شڪ ۽ شبهي جي بنا تي نہ هو. (بيضاوي، جمل وغيره). ٥٤٤ ۽ انتظار جي بي چيني ختم ٿئي. حضرت ابن عباس رضی اللہ تعالیٰ عنهما فرمايو، معنیٰ هيءَ آهي تہ ان نشانيءَ سان منهنجي دل کي تسڪين ٿي وڃي تہ تو مون کي پنهنجو خليل بنايو. ٥٤٥ تہ جيئن چڱي طرح سڃاڻپ ٿي وڃي. ٥٤٦ حضرت ابراهيم عليه السلام چار پکي ورتا، مور، ڪُڪڙ، ڪبوتر ۽ ڪانءُ. انهن کي اللہ جي حڪم سان ذبح ڪيائين، انهن جا کنڀ پٽي، انهن کي ٽيمو ڪري انهن جا جزا هڪٻئي

يُنْفِقُوْنَ اَمْوَالَهُمْ فِىْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ثُمَّ لَا يُتْبِعُوْنَ مَآ اَنْفَقُوْا

پنھنجو مال الله جي واٽ ۾ خرچ ڪندا آھن ۵۵۰ پوءِ ڏني پٺيان نہ ٽورو ڄاڻائن

مَنًّا وَّلَآ اَذًى لَّهُمْ اَجْرُهُمْ عِنْدَ رَبِّهِمْ وَلَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ

۽ نہ تڪليف ڏين وارا ۵۵۱ انهن جو اجورو سندن رب وٽ آهي ۽ انهن کي نہ ڪو ڊپ هجي

وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ﴿٢٦٢﴾ قَوْلٌ مَّعْرُوْفٌ وَّمَغْفِرَةٌ خَيْرٌ مِّنْ

نہ ڪو غم. چڱي ڳالهہ چوڻ ۽ درگذر ڪرڻ ۵۵۲ ان خيرات

صَدَقَةٍ يَّتْبَعُهَآ اَذًى ۗ وَاللّٰهُ غَنِىٌّ حَلِيْمٌ ﴿٢٦٣﴾ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ

کان ڀلو آهي جنهنجي پٺيان ستائڻ هجي ۵۵۳ ۽ الله بي پرواھ بردبار آهي. اي ايمان

اٰمَنُوْا لَا تُبْطِلُوْا صَدَقٰتِكُمْ بِالْمَنِّ وَالْاَذٰى ۙ كَالَّذِىْ يُنْفِقُ

وارؤ پنهنجا صدقا (خيرات) ضايع نہ ڪريو ٽورو ڄاڻائي ۽ تڪليف ڏئي ۵۵۴ انهيءَ وانگر جو پنهنجو مال

مَالَهٗ رِئَآءَ النَّاسِ وَلَا يُؤْمِنُ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ ۗ فَمَثَلُهٗ

ماڻهن جي ڏيکارڻ لاءِ خرچ ڪري ۽ الله ۽ قيامت تي ايمان نہ آڻي، تہ ان جو مثال

كَمَثَلِ صَفْوَانٍ عَلَيْهِ تُرَابٌ فَاَصَابَهٗ وَابِلٌ فَتَرَكَهٗ صَلْدًا ۗ

ائين آهي جيئن هڪ ٽڪري جو اُن تي مٽي آهي اُن تي زور سان پاڻي پيو جنهن اُن کي صاف پٿر ڪري ڇڏيو ۵۵۵

لَا يَقْدِرُوْنَ عَلٰى شَىْءٍ مِّمَّا كَسَبُوْا ۗ وَاللّٰهُ لَا يَهْدِى الْقَوْمَ

پنهنجي ڪمائيءَ مان ڪنهن بہ شيءِ تي قدرت نہ لهندا ۽ الله ڪافرن کي رستو نہ

الْكٰفِرِيْنَ ﴿٢٦٤﴾ وَمَثَلُ الَّذِيْنَ يُنْفِقُوْنَ اَمْوَالَهُمُ ابْتِغَآءَ مَرْضَاتِ

ٿو ڏئي. ۽ انهن جو مثال جيڪي پنهنجو مال الله جي رضاطلبيءَ ۾ خرچ ڪندا

اللّٰهِ وَتَثْبِيْتًا مِّنْ اَنْفُسِهِمْ كَمَثَلِ جَنَّةٍ ۢ بِرَبْوَةٍ اَصَابَهَا وَابِلٌ

آهن ۽ پنهنجي دل ثابت رکڻ واسطي ۵۵۶ اُن باغ وانگر آهي جيڪو مٿاهين تي هجي اُن تي زور جو پاڻي پيو

فَاٰتَتْ اُكُلَهَا ضِعْفَيْنِ ۚ فَاِنْ لَّمْ يُصِبْهَا وَابِلٌ فَطَلٌّ ۗ وَاللّٰهُ بِمَا

تہ ٻيڻو ميوو آندائين، پوءِ جي زور جي بارش اُن کي نہ پهچي تہ پوءِ ماٽ ڪافي آهي ۵۵۷ ۽ الله توهان جا

تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرٌ ﴿٢٦٥﴾ اَيَوَدُّ اَحَدُكُمْ اَنْ تَكُوْنَ لَهٗ جَنَّةٌ مِّنْ

ڪم ڏسي رهيو آهي ۵۵۸ ڇا توهان مان ڪو هِن کي پسند ڪندو جو ۵۵۹ وٽس هڪ باغ هجي



سان ملائي ڇڏيائين ۽ ان جا ڪيترائي حصا ڪيائين. هڪ هڪ حصو هڪ هڪ جبل تي رکيائين ۽ سڀ مُنڊيون پاڻ وٽ محفوظ رکيائين. پوءِ فرمايائين هلي اچو الله جي حڪم سان، هي فرمائيندي ئي اهي جزا اُڏريا ۽ هر هڪ جانور جا جزا الگ الگ ٿي ڪري پنهنجي ترتيب سان گڏ ٿيا ۽ پکين جون شڪليون ٿي پنهنجن پيرن سان ڊوڙندي حاضر ٿيا ۽ پنهنجن مُنڊين سان ملي اڳي وانگر مڪمل ٿي ڪري اُڏري ويا. سبحان الله! ۵۴۷ خواه خرچ ڪرڻ واجب هجي يا نفل. سڀني خير جي بابن کي عام آهي، خواه ڪنهن طالب علم کي ڪتاب خريد ڪري ڏنو وڃي يا ڪو شفاخانو ٺاهيو وڃي يا مُئلن جي ايصال ثواب لاءِ ٽيجهي، ڏهين ويهين، چاليهن جي طريقي تي مسڪينن کي کاڌو کارايو وڃي. ۵۴۸ پيدا ڪندڙ حقيقت ۾ الله ئي آهي، داڻي جي طرف ان جي نسبت مجازي آهي. مسئلو: هن مان معلوم ٿيو تہ اسناد مجازي جائز آهي جڏهن تہ اسناد (نسبت) ڪرڻ وارو غيرالله کي مستقل في التصرف اعتقاد نہ ڪندو هجي، انهيءَ لاءِ هي چوڻ جائز آهي تہ هيءَ دوا نافع آهي، هيءَ نقصان واري آهي، هيءَ درد جي دافع آهي. ماءُ پيءُ پاليو عالم گمراهيءَ کان بچايو، بزرگن حاجت روائي ڪئي وغيره، سڀني ۾ اسناد مجازي آهي ۽ مسلمان جي اعتقاد ۾ فاعل حقيقي صرف الله تعالیٰ آهي، باقي سڀ وسيلا آهن.

۵۴۹ پوءِ هڪ داڻي مان ست سؤ داڻا ٿي ويا، اهڙيءَ طرح الله جي واٽ ۾ خرچ ڪرڻ سان ست سؤ ڀيڻو اجر ٿي وڃي ٿو.

۵۵۰ شان نزول:- هيءَ آيت حضرت عثمان غني ۽ حضرت عبدالرحمان بن عوف رضی الله تعالیٰ عنهما جي حق ۾ نازل ٿي. حضرت عثمان غني رضي الله عنه جنگ تبوڪ جي موقعي تي اسلام جي لشڪر جي لاءِ هڪ هزار اُٺ سامان سان گڏ پيش ڪيا ۽ حضرت عبدالرحمان بن عوف رضي الله عنه چار هزار درهم صدقي جا بارگاهِ رسالت ۾ حاضر ڪيا ۽ عرض ڪيائون مون وٽ ڪُل اٺ هزار درهم هئا اڌ پنهنجي ۽ پنهنجي اهل ۽ عيال جي لاءِ رکيا اٿم ۽ اڌ خدا جي واٽ ۾ حاضر آهن، سيد عالم صلی الله عليه وسلم جن فرمايو جيڪي تو ڏنا ۽ جيڪي تو رکيا، الله تعالیٰ ٻنهي ۾ برڪت فرمائي.

۵۵۱ احسان رکڻ هيءَ آهي تہ ڏيڻ کان پوءِ ٻين جي اڳيان اظهار ڪن تہ اسان تو سان ههڙا ههڙا سلوڪ ڪيا ۽ ان کي خراب ڪن ۽ تڪليف ڏين هي تہ ان کي عار ڏيارن تہ تون مفلس هئين، سيجو هئين، مجبور هئين، بيڪار هئين اسان تنهنجي سنڀال لڌي يا ٻئي نموني دٻاءُ ڏين انهيءَ کان منع فرمائي وئي.

۵۵۲ يعني جيڪڏهن سائل کي ڪجهہ نہ ڏنو وڃي تہ ان سان سهڻي نموني سان ڳالهائڻ ۽ خوش خلقيءَ سان جواب ڏيڻ گهرجي جيڪو ان کي ناپسند نہ لڳي ۽ جيڪڏهن سوالي سوال ۾ اصرار ڪري يا زبان درازي ڪري تہ اُن کي ڇڏي ڏيڻ. ۵۵۳ عار ڏياري يا احسان ڄاڻائي يا ڪا ٻي تڪليف پهچائي. ۵۵۴ يعني جهڙيءَ طرح منافق کي الله جي رضا مقصود نہ ٿي ٿئي، اهو پنهنجو مال رياڪاريءَ جي لاءِ خرچ ڪري ضايع ڪري ڇڏي ٿو، اهڙيءَ طرح توهان احسان ڄاڻائي ۽ ايذاء ڏيئي پنهنجي صدقن جو اجر ضايع نہ ڪريو.

۵۵۵ هي منافق رياڪار جي عمل جو مثال آهي تہ جهڙيءَ طرح پٿر تي مٽي نظر ايندي آهي، پر برسات پوڻ سان سموري ختم ٿي ويندي آهي ۽ فقط پٿر ئي رهجي ويندو آهي، اهو ئي حال منافق جي عمل جو آهي، جو ڏسندڙن کي معلوم ٿيندو آهي تہ عمل آهي ۽ قيامت جي ڏينهن اهي سمورا عمل باطل ٿيندا، ڇو تہ الله جي رضا جي لاءِ نہ هئا.

۵۵۶ خدا جي واٽ ۾ خرچ ڪرڻ تي.

۵۵۷ هي مخلص مؤمن جي اعمال جو هڪ مثال آهي تہ جهڙيءَ طرح بلند خطي جي پلي زمين جو باغ هر حال ۾ سٺو ڦرندو آهي، ٿوري برسات گهٽ هجي يا گهڻي، ساڳي نموني مخلص مؤمن جو صدقو ۽ خرچ گهٽ هجي يا وڌ، الله تعالیٰ ان کي وڌائيندو آهي.

۵۵۸ توهان جي نيت ۽ اخلاص کي ڄاڻي ٿو.

۵۵۹ يعني ڪو بہ پسند نہ ڪندو، ڇو تہ هيءَ ڳالهہ ڪنهن عقل واري جي پسند وٽان نہ آهي.

نَّخِيْلٍ وَّاَعْنَابٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ لَهٗ فِيْهَا مِنْ
کجين ۽ انگورن جو ف٥٦٠ جنهن جي هيٺان نديون وهن، ان جي واسطي ان ۾ هر قسم جا

كُلِّ الثَّمَرٰتِ وَاَصَابَهُ الْكِبَرُ وَلَهٗ ذُرِّيَّةٌ ضُعَفَآءُ ۖ فَاَصَابَهَآ
ميوا هجن ف٥٦١ ۽ کيس پوڙهاپ رسي ڇجي ف٥٦٢ ۽ سندس اولاد ضعيف آهي ف٥٦٣ سو اُن تي ايو هڪ

اِعْصَارٌ فِيْهِ نَارٌ فَاحْتَرَقَتْ ؕ كَذٰلِكَ يُبَيِّنُ اللّٰهُ لَكُمُ الْاٰيٰتِ
واچوڙو جنهن ۾ باهه آهي تنهن کري سڙي ويو ف٥٦٤ ايئن ئي بيان ڪندو آهي الله توهان سان پنهنجون نشانيون

لَعَلَّكُمْ تَتَفَكَّرُوْنَ ﴿٢٦٦﴾ ع يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اَنْفِقُوْا مِنْ طَيِّبٰتِ
ته من توهان ڌيان ڏيو ف٥٦٥. اي ايمان وارو پنهنجي پاڪ ڪمائي مان ڪجھ

مَا كَسَبْتُمْ وَمِمَّآ اَخْرَجْنَا لَكُمْ مِّنَ الْاَرْضِ ۠ وَلَا تَيَمَّمُوا الْخَبِيْثَ
ڏيو ف٥٦٦ ۽ ان مان جيڪو اسان توهان جي واسطي زمين مان پيدا ڪيو ف٥٦٧ ۽ خاص ناقص جو

مِنْهُ تُنْفِقُوْنَ وَلَسْتُمْ بِاٰخِذِيْهِ اِلَّآ اَنْ تُغْمِضُوْا
ارادو نه ڪيو جو ڏيو ته ان مان ف٥٦٨ ۽ توهان کي ملي ته نه وٺندؤ جيستائين جو ان ۾ چشم پوشي

فِيْهِ ؕ وَاعْلَمُوْٓا اَنَّ اللّٰهَ غَنِيٌّ حَمِيْدٌ ﴿٢٦٧﴾ اَلشَّيْطٰنُ يَعِدُكُمُ
نه ڪيو ۽ ڄاڻ رکو ته الله بي پرواهه ساراهيل آهي : شيطان توهان کي ٻه ڇا ري تو

الْفَقْرَ وَيَاْمُرُكُمْ بِالْفَحْشَآءِ ۚ وَاللّٰهُ يَعِدُكُمْ مَّغْفِرَةً مِّنْهُ
سڃائي کان ف٥٦٩ ۽ حڪم ڪري تو بيحيائي جو ف٥٧٠ ۽ الله توهان سان واعدو فرمائيندو آهي

وَفَضْلًا ؕ وَاللّٰهُ وَاسِعٌ عَلِيْمٌ ﴿٢٦٨﴾ ۖ يُّؤْتِي الْحِكْمَةَ مَنْ يَّشَآءُ ۚ
بخشش ۽ فضل جو ف٥٧١ ۽ الله وسعت وارو علم وارو آهي ف٥٧٢ الله جنهن کي وڻيس حڪمت ڏيندو آهي

وَمَنْ يُّؤْتَ الْحِكْمَةَ فَقَدْ اُوْتِيَ خَيْرًا كَثِيْرًا ؕ وَمَا يَذَّكَّرُ
۽ جنهن کي حڪمت ملي تنهن کي گهڻي ڀلائي ملي ۽ نصيحت نه مڃيندا آهن

اِلَّآ اُولُوا الْاَلْبَابِ ﴿٢٦٩﴾ وَمَآ اَنْفَقْتُمْ مِّنْ نَّفَقَةٍ اَوْ نَذَرْتُمْ مِّنْ
مگر عقل وارا . ۽ توهان جيڪي خرچ ڪيو ف٥٧٣ يا نذر (باس) مڃيو ف٥٧٤

نَّذْرٍ فَاِنَّ اللّٰهَ يَعْلَمُهٗ ؕ وَمَا لِلظّٰلِمِيْنَ مِنْ اَنْصَارٍ ﴿٢٧٠﴾ اِنْ
الله کي اُن جي خبر آهي ف٥٧٥ ۽ ظالمن جو ڪو به مددگار ڪونهي . جيڪڏهن توهان

منزل ١

٥٦٠ جيتوڻيڪ اُن باغ ۾ ٻه قسمين قسمين وڻ هجن مگر کجور ۽ انگورن جو ذڪر ان لاءِ ڪيائين ته اهي نفيس ميوا آهن .

٥٦١ يعني اهو باغ خوشي ڏيندڙ ۽ وسيع به آهي نفعي وارو ۽ عمده جائداد به .

٥٦٢ جيڪو ضرورت جو وقت ٿيندو آهي ۽ ماڻهو گذر سفر جي لائق نه رهندو آهي .

٥٦٣ جيڪي ڪمائڻ جهڙا نه آهن ۽ انهن جي پرورش جي ضرورت آهي . مطلب ته نهايت سخت ضرورت جو وقت آهي ۽ دارومدار صرف باغ تي آهي ۽ باغ به نهايت عمدو آهي .

ع ٣٦ ٦ ٤

٥٦٤ اهو باغ ، ته پوءِ ان وقت اُن جي رنج وغم ۽ حسرت وناامیدي جي ڪهڙي انتها آهي . اهوئي حال ان جو آهي ، جنهن سنا عمل ته ڪيا هجن مگر الله جي رضا جي لاءِ نه بلڪ ريا جي غرض سان ۽ ان گمان ۾ هجي ته مون وٽ نيڪين جو ذخيرو آهي مگر جڏهن ضرورت جو وقت يعني قيامت جو ڏينهن اچي ته الله تعالى انهن عملن کي نامقبول ڪري ته ان وقت اُن کي ڪيترو رنج ۽ ڪيتري حسرت ٿيندي .

هڪ ڏينهن حضرت عمر رضى الله عنه صحابه ڪرام کي فرمايو ته توهان جي علم ۾ هيءَ آيت ڪهڙي باب ۾ نازل ٿي . حضرت ابن عباس رضى الله عنهما فرمايو ته هي مثال آهي هڪ دولت مند شخص جي لاءِ ، جيڪو نيڪ عمل ڪندو هجي ، پوءِ شيطان جي ڀڙڪائڻ سان گمراه ٿي پنهنجي سڀني نيڪين کي ضايع ڪري (مدارڪ ۽ خازن) .

٥٦٥ ۽ سمجهو ته دنيا فاني ۽ آخرت اچڻ واري آهي .

٥٦٦ مسئلو :- هن مان ڪمائڻ جو مباح هجڻ ۽ واپار جي مالن ۾ زڪواة ثابت ٿئي ٿي . (خازن ۽ مدارڪ) . هي به ٿي سگهي ٿو ته آيت نفلي ۽ فرضي صدقن کي عام ٿئي . (تفسير احمدي) .

٥٦٧ خواه اهي اناج هجن يا ميوا يا ڪاٽيون وغيره .

٥٦٨ شان نزول :- ڪي ماڻهو صدقي ۾ خراب مال ڏيندا هئا ، انهن جي حق ۾ هيءَ آيت نازل ٿي . مسئلو :- صدقي وصول ڪرڻ واري کي گهرجي ته اهو وچولو مال وٺي ، نه بلڪل خراب نه سڀ کان اعلى .

٥٦٩ جيڪڏهن خرچ ڪندؤ ، صدقو ڏيندؤ ته مفلس ٿي ويندؤ .

٥٧٠ يعني بخل جو ۽ زڪواة صدقو نه ڏيڻ جو . هن آيت ۾ هي لطيفو آهي ته شيطان ڪنهن طرح به بخيلي جي خوبي ذهن ۾ ويهاري نٿو سگهي . ان لاءِ اهو هي ئي ڪري ٿو ته خرچ ڪرڻ سان مفلسي جو خوف ڏياري روڪي ٿو . اڄ ڪله جيڪي ماڻهو خيرات کي روڪڻ تي ضد ڪن ٿا ، اهي به انهيءَ حيلي کان ڪم وٺندا آهن . ٥٧١ صدقي ڏيڻ ۽ خرچ ڪرڻ تي . ٥٧٢ حڪمت مان يا قرآن ، حديث ۽ فقه جو علم مراد آهي يا تقوى يا نبوت . (مدارڪ ۽ خازن . ٥٧٣ نيڪيءَ ۾ توڙي بديءَ ۾ . ٥٧٤ عبادت يا گناه جو نذر ، عرف ۾ هديي ۽ پيشڪش کي چوندا آهن ۽ شريعت ۾ نذر ، عبادت ۽ قرب مقصود آهي ، تنهن ڪري جيڪڏهن ڪنهن گناه ڪرڻ جو نذر ڪيو ته اهو صحيح نه آهي . نذر خاص الله تعالى جي لاءِ ٿيندو آهي ، ۽ هي جائز آهي ته الله جي لاءِ نذر ڪري ۽ ڪنهن ولي جي آستاني جي فقيرن کي نذر جي خرچ ڪرڻ جي جاءِ مقرر ڪري . مثلاً ڪنهن هيئن چيو اي رب ! مان نذر ڪيو ته جيڪڏهن تون منهنجو فلاڻو مقصد پورو ڪرين يا فلاڻي بيمار کي تندرست ڪرين ته مان فلاڻي وليءَ جي آستاني جي فقيرن کي کاڌو کارائيندس يا اتان جي خادمن کي پئسا ڏيندس يا انهن جي مسجد جي لاءِ تيل يا ٽونري حاضر ڪندس ، ته اهو نذر جائز آهي . (رد المحتار) ٥٧٥ اهو توهان کي ان جو بدلو ڏيندو .

تُبْدُوا الصَّدَقٰتِ فَنِعِمَّا هِيَ ۚ وَاِنْ تُخْفُوْهَا وَتُؤْتُوْهَا الْفُقَرَآءَ

خيرات ظاهر ڪري ڏيو ته ڪهڙي نه چڱي ڳالهه آهي ۽ جيڪڏهن لڪائي فقيرن کي ڏيو ته اهو توهان جي واسطي

فَهُوَ خَيْرٌ لَّكُمْ ۭ وَيُكَفِّرُ عَنْكُمْ مِّنْ سَيِّاٰتِكُمْ ۭ وَاللّٰهُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ

سڀ کان ڀلو آهي ۵۷۶ ۽ ان ۾ توهان جا ڪي گناهه گهٽبا ۽ الله کي توهان جي ڪمن جي

خَبِيْرٌ ﴿۲۷۱﴾ لَيْسَ عَلَيْكَ هُدٰىهُمْ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ يَهْدِيْ مَنْ

خبر آهي. انهن کي واٽ ڏيڻ تنهنجي ذمي لازم نه آهي ۵۷۷ ها ! الله واٽ ڏيندو آهي جنهن کي گهري

يَّشَآءُ ۭ وَمَا تُنْفِقُوْا مِنْ خَيْرٍ فَلِاَنْفُسِكُمْ ۭ وَمَا تُنْفِقُوْنَ اِلَّا

۽ توهان ڀلائي مان جيڪا چڱي شيءِ ڏيو ته توهان جو ئي ڀلو آهي ۵۷۸ ۽ توهان جو خرچ ڪرڻ مناسب آهي مگر الله جي مرضي

ابْتِغَآءَ وَجْهِ اللّٰهِ ۭ وَمَا تُنْفِقُوْا مِنْ خَيْرٍ يُّوَفَّ اِلَيْكُمْ وَاَنْتُمْ لَا

حاصل ڪرڻ لاءِ ۽ جيڪو مال ڏيندؤ توهان کي پورو پورو ملندو ۽ نقصان نه ڏنو ويندو

تُظْلَمُوْنَ ﴿۲۷۲﴾ لِلْفُقَرَآءِ الَّذِيْنَ اُحْصِرُوْا فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ لَا

انهن فقيرن جي واسطي جن کي خدا جي راهه ۾ روڪيو ويو ۵۷۹ زمين ۾ هلي نه ٿا سگهن

يَسْتَطِيْعُوْنَ ضَرْبًا فِي الْاَرْضِ ۡ يَحْسَبُهُمُ الْجَاهِلُ اَغْنِيَآءَ

۵۸۰ نادان ته انهن کي تونگر سمجهيو (سوال کان) بچڻ سبب ۵۸۱

مِنَ التَّعَفُّفِ ۚ تَعْرِفُهُمْ بِسِيْمٰهُمْ ۚ لَا يَسْــَٔـلُوْنَ النَّاسَ اِلْحَافًا ۭ

تون انهن کي انهن جي صورتن مان سڃاڻي وٺندين ۵۸۲ ماڻهن کان سوال نه ڪندا آهن جو منٿ ڪري پوين ۽ توهان جيڪي خير ڪيو

وَمَا تُنْفِقُوْا مِنْ خَيْرٍ فَاِنَّ اللّٰهَ بِهٖ عَلِيْمٌ ﴿۲۷۳﴾ اَلَّذِيْنَ يُنْفِقُوْنَ

الله ان کي ڄاڻي ٿو. ۽ جيڪي پنهنجو مال خرچ ڪندا آهن

اَمْوَالَهُمْ بِالَّيْلِ وَالنَّهَارِ سِرًّا وَّعَلَانِيَةً فَلَهُمْ اَجْرُهُمْ عِنْدَ

رات ۽ ڏينهن ۾ لڪل ۽ ظاهر ۵۸۳ انهن جي لاءِ انهن جو اجر آهي سندن رب وٽ

رَبِّهِمْ ۚ وَلَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ﴿۲۷۴﴾ اَلَّذِيْنَ يَاْكُلُوْنَ

۽ انهن کي نه ڊپ ۽ نه ڪو غم آهي. جيڪي ماڻهو وياج کائيندا آهن ۵۸۴

الرِّبٰوا لَا يَقُوْمُوْنَ اِلَّا كَمَا يَقُوْمُ الَّذِيْ يَتَخَبَّطُهُ الشَّيْطٰنُ مِنَ

قيامت جي ڏينهن اُٿندا مگر انهيءَ ماڻهوءَ وانگر اٿندا جنهن کي جِنُ (آسيب) ڇُهي مخبوط بنايو هجي

۵۷۶ صدقو فرضي هجي يا نفلي، جڏهن خلوص سان الله جي واٽ ۾ ڏنو وڃي، ۽ ريا کان پاڪ هجي ته پوءِ توڙي ظاهر ڪري ڏجي يا لڪائي، ٻئي ڀلا آهن. مسئلو:- پر فرضي صدقي جو ظاهر ڪري ڏيڻ افضل آهي ۽ نفلي صدقي جو لڪائي. مسئلو:- ۽ جيڪڏهن نفلي صدقي وارو ٻين کي خيرات جي رغبت ڏيڻ جي لاءِ ظاهر ڪري ڏئي ته هي اظهار به افضل آهي. (مدارڪ).

۵۷۷ توهان خوشخبري ڏيندڙ، ڊيڄاريندڙ ۽ سڏيندڙ ڪري موڪليا ويا آهيو، توهان جو فرض سڏڻ تي پورو ٿي وڃي ٿو ۽ ان کان وڌيڪ ڪوشش توهان تي لازم نه آهي. شان نزول:- اسلام کان اڳ مسلمانن جون يهودين سان رشتيداريون هيون، اُن سببان اُهي انهن سان سُٺو سلوڪ ڪندا هُئا. مسلمان ٿيڻ کان پوءِ انهن کي يهودين سان سڳيو سلوڪ ڪرڻ ناپسند لڳو تنهن ڪري انهن هٿ روڪڻ چاهيو ته جيئن هن طرز عمل سان يهودي اسلام جي طرف مائل ٿين. اُن تي هيءَ آيت نازل ٿي.

۵۷۸ پوءِ ٻين تي ان جو احسان نه جتائيو.

۵۷۹ يعني مذڪوره صدقن، جيڪي وَمَا تُنْفِقُوْا مِنْ خَيْرٍ آيت ۾ ذڪر ٿيا، اُنهن جا بهترين حقدار اهي فقير آهن، جن پنهنجن نفسن کي جهاد ۽ الله جي عبادت تي قائم رکيو. شان نزول:- هيءَ آيت صفه وارن جي حق ۾ نازل ٿي، انهن سڀني جو تعداد چار سؤ کن هو. اُهي هجرت ڪري مديني طيبه ۾ حاضر ٿيا ۽ نه ٿي انهن جي جاءِ هئي نه ڪٽنب ۽ قبيلو، نه اُنهن سڀني شادي ڪئي هئي. انهن جو سمورو وقت عبادت ۾ گذرندو هو. رات جو قرآن ڪريم سکڻ ۽ ڏينهن جو جهاد جي عمل ۾ رهڻ. آيت ۾ انهن جي ڪن وصفن جو بيان آهي.

ع ۳۷ / ۵

۵۸۰ جو ته انهن کي ديني ڪمن کان ايتري فرصت نه آهي جو اُهي گهمي ڦري زندگيءَ جي لاءِ ڪجهه ڪمائي سگهن.

۵۸۱ يعني، جڏهن ته اهي ڪنهن کان سوال نه ٿا ڪن، تنهن ڪري اڻ واقف ماڻهو انهن کي مالدار سمجهن ٿا.

۵۸۲ جو طبيعت ۾ نوڙت ۽ نيازي آهي، مُنهن تي ضعيفيءَ جا آثار آهن ۽ بک جي ڪري رنگ پيلو ٿي ويو آهي.

وقف منزل

۵۸۳ يعني الله جي واٽ ۾ خرچ ڪرڻ جو نهايت شوق رکن ٿا ۽ هر حال ۾ خرچ ڪندا رهن ٿا.

شان نزول:- هيءَ آيت حضرت ابوبڪر صديق رضى الله تعالىٰ عنه جي حق ۾ نازل ٿي. جڏهن پاڻ الله جي واٽ ۾ چاليهه هزار دينار خرچ ڪيا هُئا ڏهه هزار رات جو ۽ ڏهه هزار ڏينهن جو، ڏهه هزار لڪ ۽ ڏهه هزار ظاهر ۾.

منزل ١

هڪ قول هي آهي ته هي آيت حضرت على المرتضىٰ ڪرم الله تعالىٰ وجهه الڪريم جي حق ۾ نازل ٿي. جڏهن ڪين چار درهم هُئا، ٻيو ڪجهه نه هو. پاڻ انهن چئن کي ئي خيرات ڪيائون. هڪ رات جو هڪ ڏينهن جو، هڪ لڪ ۽ هڪ ظاهر ۾. فائدو:- هن آيت ۾ رات جي خرچ کي ڏينهن جي خرچ تي ۽ لڪ جي خرچ کي ظاهر جي خرچ تي مقدم فرمايو ويو آهي هن ۾ اشارو آهي ته لڪائي ڏيڻ ظاهر ڪري ڏيڻ کان افضل آهي.

۵۸۴ هن آيت ۾ وياج جي حُرمت ۽ وياج خورن جي شامت جو بيان آهي. وياج جي حرام فرمائڻ ۾ گهڻيون حڪمتون آهن. ڪي اُنهن مان هي آهن. وياج ۾ جيڪا زيادتي ورتي وڃي ٿي اُها ماليءَ متاسنام مال جو مقرر انداز بغير بدلي ۽ عيوض جي وٺڻ آهي. هي پڌري ناانصافي آهي ۽ ٻيو وياج جو رواج واپار کي خراب ڪري ٿو، جو ته وياج خور کي بغير محنت جي مال جو حاصل ٿيڻ واپار جي تڪليفن ۽ خطرن کان تمام گهڻو آسان معلوم ٿئي ٿو ۽ واپار جي گهٽتائي انساني معاشرت کي نقصان پهچائي ٿي. ٽيون وياج جي رواج سان پاڻ ۾ پيار واري سلوڪ کي نقصان پهچي ٿو، جو ته جڏهن ماڻهو وياج جو عادي ٿي وڃي ٿو ته پوءِ اهو ڪنهن کي قرض حسنه سان امداد پهچائڻ پسند نه ٿو ڪري. چوٿون وياج خور انسان جي طبيعت ۾ ڦاڙيندڙ جانورن کان به زياده بي رحمي پيدا ٿئي ٿي ۽ وياج خور پنهنجي قرضيءَ جي تباهي ۽ بربادي جو خواهشمند رهي ٿو. ان کان سواءِ ٻيا به ڪيترا وياج ۾ وڏا وڏا نقصان آهن ۽ شريعت جي منع عين حڪمت آهي. مسلم شريف جي حديث ۾ آهي ته رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم وياج خور ۽ اُن جي بندوبست ڪندڙ ۽ سُودي دستاويز لکندڙ ۽ ان جي شاهدن تي لعنت ڪئي ۽ فرمايائون ته اهي سڀ گناهه ۾ برابر آهن.

الْمَسِّ ۚ ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ قَالُوْٓا اِنَّمَا الْبَيْعُ مِثْلُ الرِّبٰوا ۘ وَاَحَلَّ

اهو اُن لاءِ جو انهن چيو ته بيع به ته وياج وانگر ئي آهي ٥٨٥ ۽ الله حلال ڪيو

اللّٰهُ الْبَيْعَ وَحَرَّمَ الرِّبٰوا ۚ فَمَنْ جَآءَهٗ مَوْعِظَةٌ مِّنْ رَّبِّهٖ

بيع کي ۽ حرام ڪيائين وياج کي، سو جنهن وٽ سندس رب جي طرفان نصيحت آئي ۽

فَانْتَهٰى فَلَهٗ مَا سَلَفَ ۭ وَاَمْرُهٗٓ اِلَى اللّٰهِ ۭ وَمَنْ عَادَ فَاُولٰٓئِكَ

اهو مُڙيو ته اُن کي حلال آهي جيڪي اڳي وٺي چڪو ٥٨٦ ۽ ان جو ڪم خدا جي حوالي آهي ٥٨٧ ۽ جيڪو ھاڻي اهڙي حرڪت

اَصْحٰبُ النَّارِ ۚ هُمْ فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ﴿٢٧٥﴾ يَمْحَقُ اللّٰهُ الرِّبٰوا وَيُرْبِي

ڪندو ته اهو دوزخي آهي، اهي ان ۾ گهڻو عرصو رهندا ٥٨٨ الله وياج کي برباد ڪري ٿو ٥٨٩ ۽ وڌائي ٿو

الصَّدَقٰتِ ۭ وَاللّٰهُ لَا يُحِبُّ كُلَّ كَفَّارٍ اَثِيْمٍ ﴿٢٧٦﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ

خيرات کي ٥٩٠ ۽ الله کي پسند نه آهي ڪو به بي شڪر ۽ سخت گنهگار. بيشڪ جن ايمان آندو

اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ وَاَقَامُوا الصَّلٰوةَ وَاٰتَوُا الزَّكٰوةَ لَهُمْ

۽ چڱا ڪم ڪيائون ۽ نماز قائم ڪيائون ۽ زڪواة ڏنائون انهن جو

اَجْرُهُمْ عِنْدَ رَبِّهِمْ ۚ وَلَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ﴿٢٧٧﴾

اجر سندن رب وٽ آهي ۽ نه انهن کي ڪو خوف آهي نه ڪو غم.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اتَّقُوا اللّٰهَ وَذَرُوْا مَا بَقِيَ مِنَ الرِّبٰوٓا اِنْ

اي ايمان وارو الله کان ڊڄو ۽ ڇڏي ڏيو جيڪو وياج باقي رهجي ويو آهي جيڪڏهن

كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿٢٧٨﴾ فَاِنْ لَّمْ تَفْعَلُوْا فَاْذَنُوْا بِحَرْبٍ مِّنَ اللّٰهِ

مسلمان آهيو ٥٩١. پوءِ جيڪڏهن ايئن نه ڪيو ته يقين ڪريو الله ۽

وَرَسُوْلِهٖ ۚ وَاِنْ تُبْتُمْ فَلَكُمْ رُءُوْسُ اَمْوَالِكُمْ ۚ لَا تَظْلِمُوْنَ

الله جي رسول سان لڙائي جو ٥٩٢ ۽ جيڪڏهن توهان توبه ڪيو ته توهان جو اصل مال وٺو نه توهان ڪنهن کي نقصان پهچايو ٥٩٣

وَلَا تُظْلَمُوْنَ ﴿٢٧٩﴾ وَاِنْ كَانَ ذُوْ عُسْرَةٍ فَنَظِرَةٌ اِلٰى مَيْسَرَةٍ ۭ

۽ نه توهان کي نقصان هجي ٥٩٤ ۽ جيڪڏهن قرضي سيڙو آهي ته ان کي مهلت ڏيو سگهه تائين

وَاَنْ تَصَدَّقُوْا خَيْرٌ لَّكُمْ اِنْ كُنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ﴿٢٨٠﴾ وَاتَّقُوْا يَوْمًا

۽ ان کي صفا قرض معاف ڪرڻ توهان جي لاءِ وڌيڪ بهتر آهي جيڪڏهن ڄاڻ هجيوَ ۽ ان ڏينهن کان ڊڄو

---

٥٨٥ معنيٰ هيءَ آهي ته جهڙيءَ طرح جادو ٿيل سڌو بيهي نه ٿو سگهي ۽ ڪرندو ٿابڙندو وڃي ٿو، اهڙيءَ طرح قيامت جي ڏينهن وياج خور جو به اهوئي حال هوندو ۽ وياج سان اُن جو پيٽ تمام ڳرو هوندو ۽ اهو ان سبب هر هر ڪري پوندو.

سعيد بن جبير رضی الله عنه فرمايو ته هيءُ نشاني اُن وياج خور جي آهي، جيڪو وياج کي حلال ڄاڻي.

٥٨٦ يعني حُرمت نازل ٿيڻ کان اڳ جيڪو ورتو، اُن تي پڪڙ نه آهي.

٥٨٧ جيڪو وڻيس حڪم فرمائي، جنهن کي وڻيس منع ۽ حرام ڪري بانهي تي ان جي اطاعت لازم آهي.

٥٨٨ مسئلو:- جيڪو وياج کي حلال ڄاڻي اهو ڪافر آهي ۽ هميشه جهنم ۾ رهندو ڇو ته هر قطعي حرام شيءِ کي حلال ڄاڻڻ وارو ڪافر آهي.

٥٨٩ ۽ ان کي برڪت کان محروم ڪري ٿو. حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته الله تعالىٰ ان کان نه صدقو قبول فرمائي ٿو نه حج، نه جهاد نه صلو.

٥٩٠ اُن کي زياده ڪري ٿو ۽ اُن ۾ برڪت فرمائي ٿو. دنيا ۽ آخرت ۾ اُن جو اجر ۽ ثواب وڌائي ٿو.

٥٩١ شان نزول: هيءَ آيت انهن اصحابن جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪي وياج جي حُرمت نازل ٿيڻ کان اڳ وياج جي ڏي وٺ ڪندا هئا ۽ اُنهن جون وڏيون وياجي رقمون ٻين ڏانهن رهيل هيون. اُن ۾ حڪم ڏنو ويو ته وياج جي حُرمت نازل ٿيڻ کان پوءِ اڳيئن رقم جا مطالبا به ڇڏڻ واجب آهن ۽ پهريون مقرر ڪيل وياج به هاڻي وٺڻ جائز نه آهي.

٥٩٢ هي عذاب ۽ خوف ۾ مبالغو ۽ سختي آهي، ڪنهن کي طاقت جو الله ۽ ان جي رسول سان لڙائي ڪري. انهن صحابن پنهنجا وياجي مطالبا ڇڏيا ۽ هي عرض ڪيائون ته الله ۽ ان جي رسول سان لڙائيءَ جي ڪهڙي طاقت، ۽ توبه تائب ٿيا. ٥٩٣ زياده وٺي ڪري. ٥٩٤ اصلي مال گهٽائي. ٥٩٥ قرضدار اگر سيڙو يا مفلس هجي ته ان کي مهلت ڏيڻ يا قرض جو ڪجهه حصو يا سمورو معاف ڪري ڇڏڻ وڏي اجر جو سبب آهي.

مسلم شريف جي حديث آهي، سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو، جنهن مفلس کي مهلت ڏني يا ان جو قرض معاف ڪيو، الله تعالىٰ اُن تي پنهنجي رحمت جو پاڇو فرمائيندو، جنهن ڏينهن ان جي پاڇي کان سواءِ ٻيو ڪو به پاڇو نه هوندو.

تُرْجَعُونَ فِيهِ إِلَى اللَّهِ ۖ ثُمَّ تُوَفَّىٰ كُلُّ نَفْسٍ مَّا كَسَبَتْ وَ

جنهن ۾ الله ڏانهن موٽندؤ ۽ هر جان کي سندس ڪمائيءَ جو بدلو پورو پورو ڏنو ويندو ۽

هُمْ لَا يُظْلَمُونَ ﴿٢٨١﴾ يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا إِذَا تَدَايَنتُم بِدَيْنٍ

انهن سان ظلم نه ٿيندو ف٥٩٦ اي ايمان وارؤ جڏهن توهان هڪ مقرر مدت تائين ڪنهن ڏيٺ

إِلَىٰ أَجَلٍ مُّسَمًّى فَاكْتُبُوهُ ۚ وَلْيَكْتُب بَّيْنَكُمْ كَاتِبٌ بِالْعَدْلِ ۚ

(شيءِ) جي ڏيتي ليتي ڪيو ف٥٩٧ ته ان کي لکي ڇڏيو ف٥٩٨ ۽ گهرجي ته توهان جي وچ ۾ لکڻ وارو نيڪ نيتيءَ

وَلَا يَأْبَ كَاتِبٌ أَن يَكْتُبَ كَمَا عَلَّمَهُ اللَّهُ ۚ فَلْيَكْتُبْ وَلْيُمْلِلِ

۽ لکندڙ لکڻ کان انڪار نه ڪري ف٥٩٩ جيئن جو الله کيس سيکاريو آهي ف٦٠٠ ان کي لکي ڏيڻ گهرجي ۽ جيڪا

الَّذِي عَلَيْهِ الْحَقُّ وَلْيَتَّقِ اللَّهَ رَبَّهُ وَلَا يَبْخَسْ مِنْهُ شَيْئًا ۚ

ڳالهه حق هجي اها لکرائيندو وڃي ۽ الله کان ڊڄي جيڪو سندس رب آهي ۽ حق مان ڪا به ڳالهه نه گهٽائي

فَإِن كَانَ الَّذِي عَلَيْهِ الْحَقُّ سَفِيهًا أَوْ ضَعِيفًا أَوْ لَا يَسْتَطِيعُ

پوءِ جنهن تي حق لڳي ٿو سو جيڪڏهن بي عقل يا ڪمزور يا لکرائي نه سگهندو هجي ف٦٠١ ته

أَن يُمِلَّ هُوَ فَلْيُمْلِلْ وَلِيُّهُ بِالْعَدْلِ ۚ وَاسْتَشْهِدُوا شَهِيدَيْنِ

سندس ولي (وارث) انصاف سان لکرائي ۽ ٻه شاهد

مِن رِّجَالِكُمْ ۖ فَإِن لَّمْ يَكُونَا رَجُلَيْنِ فَرَجُلٌ وَامْرَأَتَانِ مِمَّن

مقرر ڪري ڇڏيو پنهنجي مردن مان ف٦٠٢ پوءِ جي ٻه مرد نه هجن ف٦٠٣ ته هڪ مرد

تَرْضَوْنَ مِنَ الشُّهَدَاءِ أَن تَضِلَّ إِحْدَاهُمَا فَتُذَكِّرَ إِحْدَاهُمَا

۽ ٻه عورتون، اهڙا شاهد جن کي پسند ڪيو ف٦٠٤ جو متان انهن مان هڪ عورت وساري

الْأُخْرَىٰ ۚ وَلَا يَأْبَ الشُّهَدَاءُ إِذَا مَا دُعُوا ۚ وَلَا تَسْأَمُوا

ته ان کي ٻي ياد ڏياري ۽ شاهدن کي جڏهن سڏيو وڃي ته اچڻ کان انڪار نه ڪن ف٦٠٥

أَن تَكْتُبُوهُ صَغِيرًا أَوْ كَبِيرًا إِلَىٰ أَجَلِهِ ۚ ذَٰلِكُمْ أَقْسَطُ

۽ ان کي ڏکيو نه سمجهو قرض ننڍو هجي يا وڏو ان جي مدت تائين لکي ڇڏيو هيءَ الله وٽ

عِندَ اللَّهِ وَأَقْوَمُ لِلشَّهَادَةِ وَأَدْنَىٰ أَلَّا تَرْتَابُوا ۖ إِلَّا

وڌيڪ انصاف واري ڳالهه آهي، هن ۾ شاهدي خوب نيڪ رهندي ۽ هيءَ هن کي قريب آهي جو توهان کي شڪ

ف٥٩٦ يعني ان جون نيڪيون گهٽايون وڃن، نه بڇڙايون وڌايون وڃن. حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما کان روايت آهي ته هيءَ سڀني کان آخري آيت آهي، جيڪا حضور جن تي نازل ٿي، ان کان پوءِ حضور جن ايڪويهه ڏينهن دنيا ۾ تشريف فرما رهيا ۽ هڪ قول مطابق نو راتيون ۽ هڪ مطابق ست، پر شعبي حضرت ابن عباس کان هيءَ روايت ڪئي آهي ته سڀني کان پوءِ ربوا (وياج) جي آيت نازل ٿي.

ع ٣٨ / ٨ / ٦

ف٥٩٧ تو ڙي اهو قرض وڪائل شيءِ هجي يا قيمت. حضرت ابن عباس رضي الله عنهما فرمايو ته هن مان بيع سلم مراد آهي. بيع سلم اها آهي جو ڪنهن شيءِ کي، اڳ ۾ ان جي قيمت وٺي وڪيو وڃي ۽ وڪاميل شيءِ خريدار کي حوالي ڪرڻ جي لاءِ هڪ مدت مقرر ڪئي وڃي. هن بيع جي جائز هجڻ جي لاءِ جنس، قسم صفت، مقدار، مدت ۽ ادا ڪرڻ جي مڪان ۽ راس المال (سرمايي يا قيمت) جو مقدار معلوم هجڻ شرط آهي.

ف٥٩٨ هي لکڻ مستحب آهي. هن جو فائدو هيءُ آهي ته ڀُل چُڪ ۽ قرضيءَ جي انڪار جو انديشو نه ٿو رهي.

ف٥٩٩ پنهنجي طرف کان ڪا گهٽ وڌائي نه ڪري، نه ڌرين مان ڪنهن جي طرفداري.

ف٦٠٠ مطلب هيءُ آهي ته ڪو به ڪاتب لکڻ کان انڪار نه ڪري، جيئن الله تعالیٰ ان کي دستاويز لکڻ جو علم ڏنو. ٻين گهڻن کان سواءِ ديانت ۽ امانت سان لکي، هيءَ ڪتابت هڪ قول مطابق فرض ڪفايه آهي ۽ هڪ قول موجب فرض عين، ان شرط سان ته ڪاتب فارغ هجي. جنهن صورت ۾ ان کان سواءِ ٻيو نه ملي ۽ هڪ قول مطابق مستحب آهي جو ان ۾ مسلمان جي حاجت پوري ٿيڻ ۽ علم جي نعمت جو شڪر آهي ۽ هڪ قول هي آهي ته پهريائين هيءُ ڪتابت فرض هئي، پوءِ لَا يُضَآرَّ كَاتِبٌ سان منسوخ ٿي.

ف٦٠١ يعني جيڪڏهن قرضي چريو بي سمجهه يا ٻار يا جهور پوڙهو هجي يا گونگو هجڻ يا ٻولي نه ڄاڻڻ جي ڪري پنهنجي مٿان دعويٰ ڪندڙ جو بيان نه ڪري سگهندو هجي.

ف٦٠٢ شاهد جو آزاد، بالغ ۽ مسلمان هجڻ شرط آهي. ڪافرن جي شاهدي صرف ڪافر تي مقبول آهي.

ف٦٠٣ مسئلو:- رڳو عورتن جي شاهدي جائز نه آهي، تو ڙي اهي چار چوڻ نه هجن، مگر جن ڪمن کان مرد واقف نه ٿا ٿي سگهن، جيئن ٻار ڄڻڻ، باڪره هجڻ ۽ زنانه عيب وغيره. ان ۾ عورت جي شاهدي قبول آهي. مسئلو:- حدن ۽ قصاص ۾ عورتن جي شاهدي بلڪل معتبر نه آهي، صرف مردن جي شاهدي ضروري آهي، ان کان سواءِ ٻين معاملن ۾ هڪ مرد ۽ ٻن عورتن جي شاهدي به قبول آهي. (مدارڪ ۽ احمدي)

ف٦٠٤ جن جو عادل هجڻ اوهان کي معلوم هجي ۽ جن جي صالح هجڻ تي توهان اعتبار رکندا هجو.

ف٦٠٥ هن آيت مان معلوم ٿيو ته شاهديءَ جو ادا ڪرڻ فرض آهي. جڏهن دعويٰ ڪندڙ شاهدن کي طلب ڪري ته پوءِ انهن کي شاهدي لڪائڻ جائز نه آهي. هي حڪم حدود کان سواءِ ٻين ڪمن ۾ آهي، پر حدود ۾ شاهد کي ظاهر ڪرڻ ۽ لڪائڻ جو اختيار آهي، پر لڪائڻ افضل آهي. حديث شريف ۾ آهي ته سيد عالم صلی الله عليه وسلم جن فرمايو ته جيڪو مسلمان جي پردي پوشي ڪري، الله تبارڪ وتعالیٰ دنيا ۽ آخرت ۾ ان جي ستاري ڪندو، پر چوري جي مال وٺڻ ۾ شاهدي ڏيڻ واجب آهي، ته جيئن جنهن جو مال چوري ٿي ويو آهي ته ان جو حق ضايع نه ٿئي، شاهد ايترو احتياط ڪري سگهي ٿو ته چوريءَ جو لفظ نه چوي. شاهديءَ ۾ چوڻ تي اڪتفا ڪري ته هي مال فلاڻي شخص ورتو.

اَنْ تَكُوْنَ تِجَارَةً حَاضِرَةً تُدِيْرُوْنَهَا بَيْنَكُمْ فَلَيْسَ عَلَيْكُمْ

شبه نہ پوي مگر هي تہ بر وقت دست بدست جو سودو هجي تہ ان جي نہ لکڻ جو توهان تي ڪو گناه نہ آهي

جُنَاحٌ اَلَّا تَكْتُبُوْهَا ؕ وَاَشْهِدُوْۤا اِذَا تَبَايَعْتُمْ ۪ وَلَا يُضَآرَّ كَاتِبٌ وَّ

وف ٦٠٦ ۽ جڏهن خريد فروخت ڪيو تہ شاهد ڪري ڇڏيو ف ٦٠٧ ۽ نہ ڪنهن لکندڙ کي نقصان ڏنو وڃي نہ شاهد

لَا شَهِيْدٌ ؕ۬ وَاِنْ تَفْعَلُوْا فَاِنَّهٗ فُسُوْقٌۢ بِكُمْ ؕ وَاتَّقُوا اللّٰهَ ؕ وَ

کي (يا لکندڙ نقصان ڏي ۽ نہ شاهد) ف ٦٠٨ ۽ جي توهان ايئن ڪيو تہ اها توهان جي نافرماني ٿيندي ۽ الله

يُعَلِّمُكُمُ اللّٰهُ ؕ وَاللّٰهُ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمٌ ﴿۲۸۲﴾ وَاِنْ كُنْتُمْ عَلٰى سَفَرٍ

کان ڊڄو ۽ الله سڀ ڪجهه ڄاڻي ٿو ۽ جيڪڏهن توهان سفر ۾ آهيو ف ٦٠٩

وَّلَمْ تَجِدُوْا كَاتِبًا فَرِهٰنٌ مَّقْبُوْضَةٌ ؕ فَاِنْ اَمِنَ بَعْضُكُمْ

۽ لکندڙ نہ لڀي ف ٦١٠ تہ گروي هجي قبضي ۾ ڏنل ف ٦١١ ۽ جيڪڏهن توهان مان هڪڙي کي

بَعْضًا فَلْيُؤَدِّ الَّذِي اؤْتُمِنَ اَمَانَتَهٗ وَلْيَتَّقِ اللّٰهَ رَبَّهٗ ؕ

ٻئي تي ڀروسو هجي تہ اهو جنهن کي ان امين سمجهيو ف ٦١٢ هو پنهنجي امانت ادا ڪري ڇڏي ف ٦١٣ ۽ الله کان ڊڄي جيڪو

وَلَا تَكْتُمُوا الشَّهَادَةَ ؕ وَمَنْ يَّكْتُمْهَا فَاِنَّهٗۤ اٰثِمٌ قَلْبُهٗ ؕ

سندس رب آهي ۽ شاهدي نہ لڪايو ف ٦١٤ ۽ جيڪو شاهدي لڪائيندو تہ سندس دل اندران گنهگار آهي ف ٦١٥

وَاللّٰهُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ عَلِيْمٌ ﴿۲۸۳﴾ لِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي

۽ الله توهان جي ڪمن کي ڄاڻي ٿو. الله جو ئي آهي جو ڪجهه آسمانن ۾ آهي ۽ جو ڪجهه زمين ۾

الْاَرْضِ ؕ وَاِنْ تُبْدُوْا مَا فِيْۤ اَنْفُسِكُمْ اَوْ تُخْفُوْهُ يُحَاسِبْكُمْ بِهِ

۽ جيڪڏهن توهان ظاهر ڪيو جو ڪجهه ف ٦١٦ توهان جي دل ۾ آهي يا لڪايو الله توهان کان ان جو حساب وٺندو ف ٦١٧

اللّٰهُ ؕ فَيَغْفِرُ لِمَنْ يَّشَآءُ وَيُعَذِّبُ مَنْ يَّشَآءُ ؕ وَاللّٰهُ عَلٰى

جنهن کي وڻيس معاف فرمائيندو ف ٦١٨ ۽ جنهن کي گهري عذاب ڏيندو ف ٦١٩ ۽ الله هر

كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ﴿۲۸۴﴾ اٰمَنَ الرَّسُوْلُ بِمَاۤ اُنْزِلَ اِلَيْهِ مِنْ رَّبِّهٖ

شيءِ تي قادر آهي. رسول ايمان آندو ان تي جيڪو سندس رب جي طرفان مٿس نازل ٿيو

وَالْمُؤْمِنُوْنَ ؕ كُلٌّ اٰمَنَ بِاللّٰهِ وَمَلٰٓئِكَتِهٖ وَكُتُبِهٖ وَرُسُلِهٖ ۟

۽ ايمان وارن، سمورن مڃيو ف ٦٢٠ الله ۽ سندس ملائڪن ۽ سندس ڪتابن ۽ سندس رسولن کي

---

ف ٦٠٦ ڇوتہ هن صورت ۾ ڏي وٺ تي ڪري معاملو ختم ٿي ويو ۽ ڪو خوف باقي نہ رهيو. اهڙو واپار ۽ خريد فروخت ڪثرت سان پڻ جاري رهي ٿو. هن ۾ ڪتابت ۽ شاهديءَ جي پابندي دشوار ۽ ڳري ٿيندي.

ف ٦٠٧ هي مستحب آهي ڇوتہ ان ۾ احتياط آهي.

ف ٦٠٨ يُضَآرَّ ۾ ٻہ احتمال آهن. مجهول ۽ معروف هجڻ. قرأة ابن عباس رضى الله عنهما پهرئين جي ۽ قرأة عمر رضى الله عنه ٻئي جي مؤيد آهي. پهرين تقديرتي معنيٰ هيءَ آهي تہ معاملي وارا ڪاتبن ۽ شاهدن کي نقصان نہ پهچائين، هن طرح تہ اهي جيڪڏهن پنهنجن ضرورتن ۾ مشغول هجن تہ انهن کي مجبور ڪن ۽ انهن جو پنهنجو ڪم ڇڏائين يا ڪتابت جو حق نہ ڏين يا شاهد کي سفر جو خرچ نہ ڏين جيڪڏهن اهو ٻئي شهر کان آيو هجي. ٻيءَ تقديرتي معنيٰ هيءَ آهي تہ ڪاتب ۽ شاهد معاملي وارن کي نقصان نہ پهچائين، هن طرح تہ فرصت ۽ فراغت جي باوجود نہ اچن يا ڪتابت ۾ ڦيرگهير يا گهٽ وڌائي ڪن.

ف ٦٠٩ ۽ قرض جي ضرورت پيش اچي.

ف ٦١٠ ۽ دستاويز لکڻ جو موقعو نہ ملي تہ پوءِ اطمينان جي لاءِ.

ف ٦١١ يعني ڪا شيءِ قرض ڏيندڙ وٽ گروي رکو. مسئلو:- هي مستحب آهي ۽ سفر جي حالت ۾ رِهن (گرويءَ) آيت مان ثابت ٿيو ۽ غير سفر جي حالت ۾ حديث مان ثابت آهي. جيئن رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن مديني طيبہ ۾ پنهنجي زره مبارڪ يهوديءَ وٽ گروي رکي ويهہ ٽويا جَوَ ورتا. مسئلو:- هن آيت مان رهن جو جائز هجڻ ۽ قبضي جو شرط هجڻ ثابت ٿئي ٿو.

ع ٣٩ / ٢ / ٧

ف ٦١٢ يعني قرضي، جنهن کي قرض ڏيندڙ امين سمجهندو هو.

ف ٦١٣ هن امانت مان قرض مراد آهي.

ف ٦١٤ ڇوتہ هن ۾ حقدار جي حق جو باطل هجڻ آهي، هي خطاب شاهدن کي آهي تہ اهي جڏهن شاهديءَ جي اقامت ۽ ادا جي لاءِ طلب ڪيا وڃن تہ حق کي نہ لڪائين ۽ هڪ قول هي آهي تہ هي خطاب قرضين کي آهي تہ پنهنجي نفس تي شاهدي ڏيڻ ۾ تامل (فڪر ۽ سوچ) نہ ڪن.

ف ٦١٥ حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما کان هڪ حديث روايت آهي تہ ڪبيرن گناهن ۾ سڀني کان وڏو گناهہ الله سان ڪنهن کي شريڪ ڪرڻ ۽ ڪوڙي شاهدي ڏيڻ ۽ شاهديءَ کي لڪائڻ.

ف ٦١٦ بُرائي.

ف ٦١٧ انسان جي دل ۾ ٻن قسمن جا خيال ايندا آهن: هڪ وِسوِسا، تن کان دل کي خالي ڪرڻ انسان جي وس ۾ نہ آهي، پر اهو انهن کي بڇڙو ڄاڻي ۽ عمل ۾ آڻڻ جو ارادو نہ ٿو ڪري. انهن کي حديثِ نفس ۽ وِسوسو چون ٿا، اُن تي پڪڙ نہ آهي. بخاري ۽ مسلم جي حديث آهي تہ سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو تہ منهنجيءَ امت جي دلين ۾ جيڪي وِسوِسا گذرن ٿا الله تعالىٰ انهن کان تجاوز فرمائي ٿو، جيستائين ڪ اهي انهن کي عمل ۾ نہ آڻين يا انهن سان ڳالهہ ڪلام نہ ڪن. هي وِسوسا هن آيت ۾ داخل نہ آهن. ٻيا اهي خيال، جن کي انسان پنهنجي دل ۾ جاءِ ڏيئي ۽ انهن کي عمل ۾ آڻڻ جو ارادو ڪندو آهي، تن تي پڪڙ ٿيندي ۽ انهن جو بيان هن آيت ۾ آهي. مسئلو:- ڪفر جو ارادو ڪرڻ ڪفر آهي ۽ گناهہ جو ارادو ڪري جيڪڏهن ماڻهو اُن تي ثابت رهي ۽ ان جو ارادو رکي، پر اُن گناهہ کي عمل ۾ آڻڻ جا سبب موجود نہ هجن ۽ مجبورًا اُن کي ڪري نہ سگهي تہ پوءِ جمهور وٽ ان کي پڪڙ ڪئي ويندي. شيخ ابو منصور ماتريدي ۽ شمس الائمہ حلوائي انهيءَ طرف ويا آهن ۽ انهن جو دليل اِنَّ الَّذِيْنَ يُحِبُّوْنَ اَنْ تَشِيْعَ الْفَاحِشَةُ آيت ۽ حضرت عائشہ صديقہ رضى الله تعالىٰ عنها جي حديث آهي، جنهن جو مضمون هي آهي تہ ٻانهو جنهن گناهہ جو ارادو ڪري ٿو، جيڪڏهن اهو عمل ۾ نہ اچي تہ بہ ان تي عذاب ڪيو وڃي ٿو. مسئلو:- جيڪڏهن ٻانهي ڪنهن گناهہ جو ارادو ڪيو، پوءِ ان تي پشيمان ٿيو ۽ استغفار ڪيائين تہ الله تعالىٰ اُن کي معاف فرمائيندو. ف ٦١٨ پنهنجي فضل سان ايمان وارن کي. ف ٦١٩ پنهنجي عدل سان. ف ٦٢٠ زجاج چيو تہ جڏهن الله تبارڪ وتعالىٰ هن سورة ۾ نماز، زڪواة، روزي ۽ حج جي فرضيت ۽ طلاق، ايلاءِ، حيض ۽ جهاد جا احڪام ۽ نبين جا واقعا بيان فرمايا تہ پوءِ سورة جي پڇاڙيءَ ۾ هي ذڪر فرمايائين تہ نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن ۽ سمورن مؤمنن ان جي تصديق فرمائي ۽ قرآن ۽ ان جي مڙني احڪامن جي الله تعالىٰ جي طرفان نازل هجڻ جي منزل الله تعالىٰ جي طرفان هجڻ جي تصديق ڪئي.

لَا نُفَرِّقُ بَيْنَ اَحَدٍ مِّنْ رُّسُلِهٖ قف وَقَالُوْا سَمِعْنَا وَاَطَعْنَا ۫
و٦٢١ هي چوندي ته اسان ڪنهن رسول تي ايمان آڻڻ ۾ فرق نٿا ڪريون و٦٢٢ ۽ عرض ڪيائون ته اسان مڃيو ۽ بدو ٦٢٣
غُفْرَانَكَ رَبَّنَا وَاِلَيْكَ الْمَصِيْرُ ﴿٢٨٥﴾ لَا يُكَلِّفُ اللّٰهُ نَفْسًا اِلَّا
تنهنجي معافي گهرجي اي اسان جا رب ۽ توڏانهن ئي موٽڻ آهي الله ڪنهن جان تي بار نه رکندو آهي مگر
وُسْعَهَا ط لَهَا مَا كَسَبَتْ وَعَلَيْهَا مَا اكْتَسَبَتْ ط رَبَّنَا لَا تُؤَاخِذْنَا
سندس طاقت آهر سندس ڀلو آهي جيڪو ڪيائين ۽ سندس نقصان آهي جي برائي ڪيائين و٦٢٤ اي اسان جا رب اسان کي پڪڙ نه فرماءِ
اِنْ نَّسِيْنَا اَوْ اَخْطَاْنَا ج رَبَّنَا وَلَا تَحْمِلْ عَلَيْنَا اِصْرًا كَمَا
جيڪڏهن اسان وساريون يا غلطي ڪريون و٦٢٥ اي اسان جا رب اسان تي ڳرو بار نه رک جهڙو (يا جيئن) تو اسان کان اڳين تي
حَمَلْتَهٗ عَلَى الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِنَا ج رَبَّنَا وَلَا تُحَمِّلْنَا مَا لَا طَاقَةَ
رکيو هو اي اسان جا رب اسان تي اهو بار نه وجهه جنهن جي اسان کي طاقت نه هجي
لَنَا بِهٖ ج وَاعْفُ عَنَّا وقفة وَاغْفِرْ لَنَا وقفة وَارْحَمْنَا وقفة اَنْتَ مَوْلٰىنَا فَانْصُرْنَا
۽ اسان کي معاف فرماءِ ۽ بخش ۽ اسان تي مهر فرماءِ تون اسان جو مولى آهين تون اسان کي
عَلَى الْقَوْمِ الْكٰفِرِيْنَ ﴿٢٨٦﴾ ع
ڪافرن تي فتح ڏي.

سُوْرَةُ اٰلِ عِمْرٰنَ ٣ مَدَنِيَّةٌ ٨٩ | بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ | اٰيَاتُهَا ٢٠٠ رُكُوْعَاتُهَا ٢٠

سورة آل عمران مدني آهي ان ۾ (الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان شروع) ٻه سؤ آيتون ۽ ويهه رڪوع آهن
الٓمّٓ ﴿١﴾ اللّٰهُ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ لا الْحَيُّ الْقَيُّوْمُ ﴿٢﴾ ط نَزَّلَ عَلَيْكَ الْكِتٰبَ
الله آهي جنهن کان سواءِ ڪو ٻيو جاجي لائق نه آهي پاڻ زنده ۽ ٻين کي قائم رکندڙ. ان تو تي هي سچو ڪتاب
بِالْحَقِّ مُصَدِّقًا لِّمَا بَيْنَ يَدَيْهِ وَاَنْزَلَ التَّوْرٰىةَ وَالْاِنْجِيْلَ ﴿٣﴾
لاٿو اڳين ڪتابن جي تصديق ڪندڙ ۽ اُن هن کان اڳي توريت ۽ انجيل کي لاٿو
مِنْ قَبْلُ هُدًى لِّلنَّاسِ وَاَنْزَلَ الْفُرْقَانَ ط اِنَّ الَّذِيْنَ
ماڻهن کي وات ڏيکاريندڙ ۽ فيصلو نازل فرمايائين بيشڪ جيڪي الله
كَفَرُوْا بِاٰيٰتِ اللّٰهِ لَهُمْ عَذَابٌ شَدِيْدٌ ط وَاللّٰهُ عَزِيْزٌ ذُو
جي آيتن کان منڪر ٿيا و٣ انهن جي لاءِ سخت عذاب آهي ۽ الله غالب

٦٢١ هي ايمان جي اصول ۽ ضروريات جا چار مرتبا آهن:

١:- الله تعالى تي ايمان آڻڻ، اهو هن طرح ته اعتقاد ۽ تصديق ڪري ته الله هڪ آهي، اُن جو ڪو به شريڪ ۽ نظير نه آهي، ان جي سمورن اسماءِ حسنى ۽ صفاتِ عُليا تي ايمان آڻي ۽ يقين رکي ۽ مڃي ته اهو علم وارو ۽ هر شيءِ تي قادر آهي، ۽ ان جي علم ۽ قدرت کان ڪا به شيءِ ٻاهر نه آهي.

٢:- ملائڪن تي ايمان آڻڻ: اهو هن طرح سان آهي ته يقين ڪري ۽ مڃي ته اهي موجود آهن، معصوم آهن، پاڪ آهن. الله ۽ ان جي رسولن جي وچ ۾ حڪمن ۽ پيغامن جا واسطا آهن.

٣:- الله جي ڪتابن تي ايمان آڻڻ، هن طرح ته جيڪي ڪتاب الله تعالى نازل فرمايا ۽ پنهنجن رسولن ڏانهن وحي جي طريقي موڪليا، سي شڪ ۽ شبهي کان پاڪ آهن ۽ سڀ حق ۽ سچا آهن ۽ الله تعالى جي طرف کان آهن، ۽ قرآن ڪريم ڦير گهير ۽ تبديليءَ کان محفوظ آهي ۽ محڪم ۽ متشابهه تي مشتمل آهي.

٤:- رسولن تي ايمان آڻڻ: هن طرح ته اهي الله جا رسول آهن، جن کي ان پنهنجي ٻانهن ڏانهن موڪليو، ان جي وحي جا امين آهن، گناهن کان پاڪ ۽ معصوم آهن. ساري مخلوق کان افضل آهن. انهن ۾ ڪي حضرات ڪن کان افضل آهن.

٤٠ ع ٣ ٨

٦٢٢ جيئن يهودين ۽ نصارن ڪيو، جو ڪن تي ايمان آندائون ۽ ڪن جو انڪار ڪيائون. ٦٢٣ تنهنجي حڪم ۽ ارشاد کي. ٦٢٤ يعني هر جان کي چڱي عمل جو اجر ۽ ثواب ۽ بڇڙي عمل جو عذاب ۽ عقاب ٿيندو. ان کان پوءِ الله تعالى پنهنجن مؤمن ٻانهن کي دعا جي طريقي جي تلقين فرمائي ته اهي هن طرح پنهنجي پروردگار کي عرض ڪن. ٦٢٥ ۽ سهو کان تنهنجي ڪنهن حڪم جي پوري ڪرڻ يا بجا آڻڻ ۾ مجبور يا قاصر يا ڪوتاهي ڪندڙ رهون.

١ سورة آل عمران مدينه طيبه ۾ نازل ٿي. هن ۾ ٻه سؤ آيتون، ٽي هزار چار سؤ اسي ڪلما، چوڏهن هزار پنج سؤ ويهه حرف آهن. ٢ شان نزول:- مفسرن فرمايو ته هيءَ آيت نجران جي وفد جي حق ۾ نازل ٿي جيڪو سٺ سوارن تي مشتمل هو، ان ۾ چوڏهن سردار هئا. ٽي اُن قوم جا وڏا اڪابر ۽ اڳواڻ ۽ هڪ نائب پڻ هو، جنهن جو نالو عبدالمسيح هو. ان جي راءِ کان سواءِ نصارا ڪو ڪم نه ڪندا هئا. ٻيو اڳواڻ، جنهن جو نالو ايهم هو. هيءُ شخص پنهنجي قوم جو وڏو پروهت وارو ۽ ماليات جو وڏو آفيسر هو. کاڌي پيتي ۽ پهچ جا سمورا انتظام هن جي ئي حڪم سان ٿيندا هئا. ٽيون ابوحارثه ابن علقمه هو. هي شخص نصارن جي سمورن عالمن ۽ پادرين جو وڏو اڳواڻ هو. روم جا بادشاهه سندس علم ۽ ديني عظمت جي ڪري هن جو اڪرام ۽ ادب ڪندا هئا. اهي ماڻهو عمدين ۽ قيمتي پوشاڪون پائي وڏي شان ۽ دٻدٻي سان حضور سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن سان مناظري ڪرڻ جي ارادي سان آيا ۽ مسجد اقدس ۾ داخل ٿيا. حضور اقدس عليه الصلوٰة والتسليمات جن ان وقت عصر جي نماز ادا فرمائي رهيا هئا. انهن ماڻهن جي نماز جو وقت به اچي ويو ۽ انهن به مسجد شريف ۾ اوڀر طرف منهن ڪري نماز شروع ڪري ڏني. فارغ ٿيڻ کان پوءِ حضور اقدس صلى الله تعالى عليه وسلم جن سان گفتگو شروع ڪيائون. حضور اقدس صلى الله تعالى عليه وسلم جن فرمايو توهان اسلام آڻيو، چوڻ لڳا اسان توهان کان اڳ اسلام آڻي چڪا آهيون. حضور عليه الصلوٰة والسلام جن فرمايو اهو غلط آهي ۽ اها دعوى ڪوڙي آهي. توهان کي اسلام کان توهان جي اها دعوى روڪي ٿي ته الله جي اولاد آهي، ۽ توهان جو صليب پوڄڻ ۽ توهان جو خنزير کائڻ روڪي ٿو. انهن سڀني چيو ته جيڪڏهن عيسى، الله جو پٽ نه هو ته ٻڌايو ته اُن جو پيءُ ڪير آهي؟ حضور سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو ڇا توهان نٿا ڄاڻو ته پٽ، پيءُ جي ضرور مشابهه ٿيندو آهي؟ انهن اقرار ڪيو. وري فرمايائون، ڇا توهان نٿا ڄاڻو ته اسان جو رب حيٌّ لا يموت آهي، ان جي لاءِ موت محال آهي ۽ عيسى عليه السلام تي موت اچڻ وارو آهي؟ انهن ان جو به اقرار ڪيو. وري فرمايائون ڇا توهان نٿا ڄاڻو ته اسان جو رب ٻانهن جو ڪارساز ۽ انهن جو حقيقي نگهبان ۽ روزي ڏيڻ وارو آهي؟ انهن چيو ته هائو. حضور جن فرمايو، ڇا حضرت عيسى به اهڙو ئي آهي؟ چوڻ لڳا نه. فرمايائون ڇا توهان نٿا ڄاڻو ته الله تعالى تي آسمان ۽ زمين جي ڪا شيءِ لڪل نه آهي؟ انهن اقرار ڪيو. حضور جن فرمايو ته پوءِ حضرت عيسى، الله جي تعليم کان سواءِ ان مان ڪجهه ڄاڻي ٿو؟ انهن چيو نه. حضور جن فرمايو، ڇا توهان نٿا ڄاڻو ته حضرت عيسى حمل ۾ رهيو، پيدا ٿيڻ وارن وانگر پيدا ٿيو، ٻارن واري ڪيس غذا ڏني ويئي، کائيندو ۽ پيئندو هو، بشري عوارض رکندو هو؟ انهن ان جو اقرار ڪيو. حضور جن فرمايو، پوءِ اهو ڪيئن معبود ٿي سگهي ٿو جيئن توهان جو گمان آهي. اُن تي اهي سڀ ماٺ رهيا ۽ انهن کان ڪو به جواب نهي نه سگهيو. ان تي سورة آل عمران جي منڍ ۾ اسي کان مٿي آيتون نازل ٿيون. فائدو:- صفات

انْتِقَامٍ ④ اِنَّ اللّٰهَ لَا يَخْفٰى عَلَيْهِ شَيْءٌ فِى الْاَرْضِ وَلَا

بدلو وٺندڙ آهي. الله تي ڪا به شيءِ مخفي نه آهي زمين ۾ نه

فِى السَّمَآءِ ⑤ هُوَ الَّذِىْ يُصَوِّرُكُمْ فِى الْاَرْحَامِ كَيْفَ يَشَآءُ

آسمان ۾. اهو آهي جيڪو توهان جي تصوير ٺاهيندو آهي ماءُ جي پيٽ ۾ جهڙي گهري وٽ

لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ⑥ هُوَ الَّذِىْ اَنْزَلَ عَلَيْكَ الْكِتٰبَ

ان کان سواءِ ڪنهن جي عبادت نه آهي عزت وارو وحڪمت وارو وٽ آهي اهو ئي آهي جنهن تو تي هي ڪتاب لاٿو

مِنْهُ اٰيٰتٌ مُّحْكَمٰتٌ هُنَّ اُمُّ الْكِتٰبِ وَ اُخَرُ مُتَشٰبِهٰتٌ

ان جون ڪجھ آيتون واضح معنيٰ رکن ٿيون وٽ اهي ڪتاب جو اصل آهن ۽ ٻيون اهي آهن جن جي معنيٰ ۾ اشتباه آهي

فَاَمَّا الَّذِيْنَ فِىْ قُلُوْبِهِمْ زَيْغٌ فَيَتَّبِعُوْنَ مَا تَشَابَهَ مِنْهُ

وٽ اهي جن جي دل ۾ ڏنگائي آهي وٽ سي اشتباه واري آيتن جي پٺيان لڳندا آهن وٽ

ابْتِغَآءَ الْفِتْنَةِ وَابْتِغَآءَ تَاْوِيْلِهٖ ۚ وَمَا يَعْلَمُ تَاْوِيْلَهٗٓ اِلَّا اللّٰهُ ۘ وَ

گمراهي طلب ڪندي وٽ ۽ ان جي تاويل ڪندي وٽ ان جو ٺيڪ پاسو الله کي ئي معلوم آهي

الرّٰسِخُوْنَ فِى الْعِلْمِ يَقُوْلُوْنَ اٰمَنَّا بِهٖ ۙ كُلٌّ مِّنْ عِنْدِ رَبِّنَا ۚ وَمَا

۽ پختي (باعمل) علم وارا چوندا آهن ته اسان ان تي ايمان آندو وٽ سمورو اسان جي رب جي طرفان

يَذَّكَّرُ اِلَّآ اُولُوا الْاَلْبَابِ ⑦ رَبَّنَا لَا تُزِغْ قُلُوْبَنَا بَعْدَ اِذْ هَدَيْتَنَا

آهي وٽ ۽ نصيحت نه ٿا پرائن مگر عقل وارا وٽ اي اسان جا رب اسان جون دليون ڪو ٽيون نه ڪر هن کان پوءِ

وَهَبْ لَنَا مِنْ لَّدُنْكَ رَحْمَةً ۚ اِنَّكَ اَنْتَ الْوَهَّابُ ⑧ رَبَّنَآ

جو تو اسان کي هدايت ڏني ۽ اسان کي پاڻ وٽان رحمت عطا ڪر بيشڪ تون ئي وڏو عطا ڪندڙ آهين

اِنَّكَ جَامِعُ النَّاسِ لِيَوْمٍ لَّا رَيْبَ فِيْهِ ۭ اِنَّ اللّٰهَ لَا يُخْلِفُ

اي اسان جا رب بيشڪ تون سمورن ماڻهن کي گڏ ڪرڻ وارو آهين وٽ ان ڏينهن جي واسطي جنهن ۾ ڪو شڪ نه آهي وٽ بيشڪ الله جو

الْمِيْعَادَ ⑨ اِنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لَنْ تُغْنِيَ عَنْهُمْ اَمْوَالُهُمْ وَلَآ

واعدو نه ٽرندو آهي وٽ بيشڪ جيڪي ڪافر ٿيا وٽ انهن جو مال ۽

اَوْلَادُهُمْ مِّنَ اللّٰهِ شَيْـًٔا ۭ وَاُولٰۗىِٕكَ هُمْ وَقُوْدُ النَّارِ ⑩

اولاد ڪين الله کان ڪجھ به بچائي نه سگهندا ۽ اهي ئي دوزخ جو ٻارڻ آهن.

الهيه ۾ حيٌّ، دائم ۽ باقي جي معنيٰ ۾ آهي يعني اهڙي هميشگي رکڻ وارو جنهن جو موت ممڪن نه هجي. قيوم اهو آهي جيڪو قائم بالذات هجي ۽ مخلوق پنهنجي دنيوي ۽ اخروي زندگيءَ ۾ جيڪي حاجتون رکي ٿي، ان جي تدبير فرمائي.

٣ هن ۾ نجران جي وفد جا نصاريٰ به داخل آهن.

٤ مرد، عورت، گورو، ڪارو، خوبصورت ۽ بدشڪل وغيره بخاري ۽ مسلم جي حديث ۾ آهي: سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو توهان جي پيدائش جو مادو ماءُ جي پيٽ ۾ چاليهه ڏينهن گڏ ٿئي ٿو، وري ايترائي ڏينهن علقه يعني جميل رت جي شڪل ۾ ٿئي ٿو، پوءِ ايترائي ڏينهن گوشت جي ٽڪري جي صورت ۾ رهي ٿو. پوءِ الله تعالىٰ هڪ ملائڪ موڪلي ٿو جيڪو ان جو رزق، ان جي عمر، ان جو عمل ۽ ان جو انجام ڪار يعني ان جي نيڪ بختي ۽ بدبختي لکي ٿو. پوءِ ان ۾ روح وجهي ٿو، پوءِ قسم ان جو جنهن کان سواءِ ڪو معبود نه آهي. ماڻهو جنتين جهڙا عمل ڪري ٿو ايستائين جو ان ۾ ۽ جنت ۾ پوري هٿ جو يعني تمام گهٽ فرق رهجي وڃي ٿو، پوءِ ڪتاب اڳرائي ڪري ٿو ۽ دوزخين جهڙا عمل ڪري ٿو، انهيءَ تي ان جو خاتمو ٿئي ٿو ۽ جهنم ۾ داخل ٿئي ٿو، ۽ ڪو اهڙو ٿئي ٿو جو دوزخين جهڙا عمل ڪري ٿو، ايستائين جو ان ۾ ۽ دوزخ ۾ هڪ هٿ جو فرق رهجي وڃي ٿو، پوءِ ڪتاب اڳرائي ڪري ٿو ۽ ان جي زندگيءَ جو نقشو تبديل ٿي وڃي ٿو ۽ اهو جنتين جهڙا عمل ڪرڻ لڳي ٿو، انهيءَ تي ان جو خاتمو ٿئي ٿو ۽ جنت ۾ داخل ٿي وڃي ٿو.

٥ هن ۾ به نصارن جو رد آهي جيڪي حضرت عيسىٰ عليه السلام کي خدا جو پٽ چوندا هئا ۽ اُن جي عبادت ڪندا هئا.

٦ جنهن ۾ ڪو احتمال ۽ شبهو نه آهي.

٧ جو احڪام ۾ انهن جي طرف رجوع ڪيو وڃي ٿو ۽ حلال ۽ حرام ۾ انهن تي عمل ڪجي ٿو.

٨ اهي مختلف معنائن جو احتمال رکن ٿيون، انهن مان ڪهڙي معنيٰ مراد آهي، اهو الله ئي ڄاڻي ٿو يا جنهن کي الله تعالىٰ ان جو علم ڏئي.

٩ يعني گمراهه ۽ بدمذهب ماڻهو جيڪي نفساني خواهشن جا پابند آهن.

١٠ ۽ ان جي ظاهر تي حڪم ڪن ٿا يا تاويل باطل ڪن ٿا ۽ اهو نيڪ نيتيءَ سان نه بلڪ (جمل)

١١ ۽ شڪ ۽ شبهي ۾ وجهڻ. (جمل). ١٢ پنهنجي خواهش جي مطابق باوجود يڪ اهي تاويل جو حقدار نه آهن. (جمل ۽ خازن). ١٣ حقيقت ۾ (جمل) ۽ پنهنجي ڪرم ۽ احسان سان جنهن کي اهو نوازي.

١٤ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي، پاڻ فرمائيندا هوندا هئا ته: آءٌ راسخين في العلم مان آهيان ۽ مجاهد کان روايت آهي ته مان انهن مان آهيان جيڪي متشابه جي تاويل ڄاڻن ٿا. حضرت انس بن مالڪ رضى الله عنه کان روايت آهي ته راسخ في العلم مان اهو عالم باعمل مراد آهي جيڪو پنهنجي علم جو تابعدار رهجي ۽ مفسرن جو هڪ قول هي آهي ته راسخ في العلم اهو آهي، جنهن ۾ چار صفتون هجن الله جو خوف ماڻهن سان نوڙت. دنيا کان زهد. نفس سان جهاد. (خازن). ١٥ جو اهو الله جي طرف کان آهي ۽ جيڪا معنيٰ ان جي مراد آهي؛ حق آهي ۽ ان جو نازل فرمائڻ حڪمت آهي. ١٦ محڪم هجي يا متشابه. ١٧ ۽ پختي علم وارا چون ٿا. ١٨ حساب يا جزا جي واسطي. ١٩ اهو قيامت جو ڏينهن آهي. ٢٠ پوءِ جنهن جي دل ۾ ڦٽ هجي، اهو هلاڪ ٿيندو ۽ جيڪو تنهنجي منت ۽ احسان سان هدايت لهي، اهو نيڪ بخت ٿيندو ۽ اهو ڇوٽڪارو لهندو. مسئلو:- هن آيت مان معلوم ٿيو ته الله ڪوڙ کان پاڪ آهي. انهيءَ ڪري حضرت قدوس قدير جي ڪوڙ ڳالهائڻ محال آهي ۽ ان جي طرف ان جي نسبت سخت بي ادبي آهي (مدارڪ ۽ ابو مسعود وغيره). ٢١ رسول اڪرم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن کان منحرف ٿي.

كَدَاْبِ اٰلِ فِرْعَوْنَ ۙ وَالَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ ؕ كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا ۚ

جيئن فرعون وارا ۽ انهن کان اڳين جو طريقو انهن اسان جي آيتن کي ڪوڙو سمجهيو

فَاَخَذَهُمُ اللّٰهُ بِذُنُوْبِهِمْ ؕ وَاللّٰهُ شَدِيْدُ الْعِقَابِ ⑪ قُلْ

تہ الله انهن کي سندن گناهن تي پڪڙيو ۽ الله جو عذاب سخت آهي ڪافرن کي فرمايو

لِّلَّذِيْنَ كَفَرُوْا سَتُغْلَبُوْنَ وَتُحْشَرُوْنَ اِلٰى جَهَنَّمَ ؕ وَبِئْسَ

اجهو توهان مغلوب ٿيندؤ ۽ دوزخ جي طرف ڪاهيا ويندؤ ٢٢ ۽ اهو نهايت ئي برو

الْمِهَادُ ⑫ قَدْ كَانَ لَكُمْ اٰيَةٌ فِيْ فِئَتَيْنِ الْتَقَتَا ؕ فِئَةٌ تُقَاتِلُ فِيْ

وڇائڻو آهي . بيشڪ توهان جي واسطي نشاني هئي ٢٣ ٻن ٽولن ۾ جيڪي هڪ ٻئي ۾ ٽڪريا ٢٤ هڪ ٽولو الله

سَبِيْلِ اللّٰهِ وَاُخْرٰى كَافِرَةٌ يَّرَوْنَهُمْ مِّثْلَيْهِمْ رَاْيَ الْعَيْنِ ؕ

جي راهه ۾ وڙهيو ٿي ٢٥ ۽ ٻيو ڪافر ٢٦ جن کي سندن اکين ڏٺو ٻيڻو نظر آيو

وَاللّٰهُ يُؤَيِّدُ بِنَصْرِهٖ مَنْ يَّشَآءُ ؕ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَعِبْرَةً لِّاُولِى

۽ الله پنهنجي مدد سان جنهن کي وڻيس طاقتور ڪري ٿو ٢٧ بيشڪ ان ۾ عقلمندن جي لاءِ ضرور ڏسي ڪري

الْاَبْصَارِ ⑬ زُيِّنَ لِلنَّاسِ حُبُّ الشَّهَوٰتِ مِنَ النِّسَآءِ وَالْبَنِيْنَ

سکڻ آهي. ماڻهن جي واسطي سينگاري وئي انهن خواهشن جي محبت ٢٨ عورتون پٽ

وَالْقَنَاطِيْرِ الْمُقَنْطَرَةِ مِنَ الذَّهَبِ وَالْفِضَّةِ وَالْخَيْلِ الْمُسَوَّمَةِ

۽ ڍير سون ۽ چاندي جا ۽ نشان ڪيل گهوڙا ۽

وَالْاَنْعَامِ وَالْحَرْثِ ؕ ذٰلِكَ مَتَاعُ الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا ۚ وَاللّٰهُ عِنْدَهٗ

چوپايا ۽ پوکون ، هي دنيا جي زندگي جي موڙي آهي ٢٩ ۽ الله آهي جنهن وٽ

حُسْنُ الْمَاٰبِ ⑭ قُلْ اَؤُنَبِّئُكُمْ بِخَيْرٍ مِّنْ ذٰلِكُمْ ؕ لِلَّذِيْنَ اتَّقَوْا

چڱي موٽڻ جي جاءِ آهي ٣٠ توهان فرمايو ڇا مان توهان کي ٣١ ان کان بهتر ڳالهه ٻڌايان ، پرهيزگارن

عِنْدَ رَبِّهِمْ جَنّٰتٌ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا وَ

جي واسطي سندن رب وٽ جنتون آهن جن جي هيٺان نديون جاري آهن هميشه انهن ۾ رهندا ۽

اَزْوَاجٌ مُّطَهَّرَةٌ وَّرِضْوَانٌ مِّنَ اللّٰهِ ؕ وَاللّٰهُ بَصِيْرٌ ۢ بِالْعِبَادِ ⑮ ۚ

پاڪ زالون ٣٢ ۽ الله جي رضا ٣٣ ۽ الله ٻانهن کي ڏسي ٿو ٣٤

ف٢٢ شانِ نزول: حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما کان روايت آهي تہ جڏهن بدر ۾ ڪافرن کي رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جن شڪست ڏيئي مديني طيبہ واپس ٿيا تہ حضرت جن يهودين کي گڏ ڪري فرمايو تہ توهان خدا کان ڊڄو ۽ ان کان اڳ اسلام آڻيو ، جو توهان تي اهڙي مصيبت نازل ٿئي ، جهڙي بدر ۾ قريشن تي نازل ٿي ، توهان ڄاڻي چڪا آهيو ، آءٌ نبي مرسل آهيان توهان پنهنجي ڪتاب ۾ هي لکيل لڌو آهي ، ان تي انهن چيو تہ قريش تہ جنگ جي فن کان ناواقف آهن ، جيڪڏهن اسان سان مقابلو ٿيو تہ توهان کي معلوم ٿي ويندو تہ وڙهندڙ ڪيئن ٿيندا آهن . اُن تي هيءَ آيت ڪريمہ نازل ٿي ۽ انهن کي خبر ڏني وئي تہ اهي مغلوب ٿيندا ۽ قتل ڪيا ويندا ، گرفتار ڪيا ويندا ۽ انهن تي جزيو مقرر ڪيو ويندو . پوءِ ايئن ئي ٿيو جو نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن هڪ ڏينهن ۾ ڇهہ سؤ جي تعداد کي قتل ڪيو ۽ گهڻن کي گرفتار ڪيو ۽ خيبر وارن تي جزيو مقرر فرمايو .

ف٢٣ ان جا مخاطب يهودي آهن ۽ ڪن وٽ سمورا ڪافر ۽ ڪن وٽ مؤمن . (جمل) .

ف٢٤ جنگِ بدر ۾ .

ف٢٥ يعني نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم ۽ سندن اصحاب ، انهن جو ڪل تعداد ٣١٣ هو : ٧٧ مهاجر ۽ ٢٣٦ انصار . مهاجرن جو جهنڊو کڻي وارو حضرت علي المرتضیٰ هو ۽ انصار جو حضرت سعد بن عباده رضي الله عنهما ان لشڪر ۾ ٻہ گهوڙا ، ستر اُٺ ، ڇهہ زرهون ، اٺ تلوارون هيون ۽ اُن واقعي ۾ ١٤ صحابي شهيد ٿيا : ڇهہ مهاجر ۽ اٺ انصار .

ف٢٦ ڪافرن جو تعداد ٩٥٠ هو ، انهن جو سردار عتبہ بن ربيعہ هو ۽ انهن وٽ ١٠٠ گهوڙا ، ٧٠٠ اُٺ ۽ گهڻي تعداد ۾ زرهون ۽ هٿيار هئا . (جمل) .

ف٢٧ توڙي ان جو تعداد ٿورو ئي هجي ۽ سلڙو سامان جي ڪيتري ئي گهٽتائي هجي .

ف٢٨ تہ جيئن شهوت پرستن ۽ خدا پرستن جي وچ ۾ فرق ظاهر ٿئي . جيئن تہ ٻئي آيت ۾ ارشاد فرمايائين اِنَّا جَعَلْنَا مَا عَلَى الْاَرْضِ زِيْنَةً لَّهَا لِنَبْلُوَهُمْ اَيُّهُمْ اَحْسَنُ عَمَلًا .

ف٢٩ اُن مان ڪجهہ عرصو نفعو پهچي ٿو ، پوءِ فنا ٿي وڃي ٿي . انسان کي گهرجي تہ دنيا جي سامان کي اهڙي ڪم ۾ خرچ ڪري ، جنهن ۾ ان جي پڇاڙيءَ جي درستي ۽ آخرت جي سعادت هجي .

ف٣٠ جنت ، پوءِ گهرجي تہ ان جي رغبت ڪئي وڃي ۽ بي بقا دنيا جي فاني مرغوبات سان دل نہ لڳائي وڃي . ف٣١ دنيا جي سامان کان . ف٣٢ جيڪي زنانہ عارضن ۽ هر ناپسند ۽ قابلِ نفرت شين کان پاڪ آهن ف٣٣ ۽ هي سڀ کان اعلیٰ نعمت آهي . ف٣٤ ۽ انهن جا اعمال ۽ احوال ڄاڻي ٿو ۽ انهن جي جزا ڏئي ٿو .

اَلَّذِيْنَ يَقُوْلُوْنَ رَبَّنَآ اِنَّنَآ اٰمَنَّا فَاغْفِرْ لَنَا ذُنُوْبَنَا وَقِنَا عَذَابَ

جيڪي چوندا آهن اي اسان جا رب اسان ايمان آندو تو ن اسان جا گناه معاف فرماءِ ۽ اسان کي دوزخ

النَّارِ ﴿١٦﴾ اَلصّٰبِرِيْنَ وَالصّٰدِقِيْنَ وَالْقٰنِتِيْنَ وَالْمُنْفِقِيْنَ

جي عذاب کان بچاءِ . صبر وارا ف٣٤ ۽ سچار ف٣٥ ۽ ادب وارا ۽ خدا جي راه ۾ خرچ ڪرڻ وارا ۽

وَالْمُسْتَغْفِرِيْنَ بِالْاَسْحَارِ ﴿١٧﴾ شَهِدَ اللّٰهُ اَنَّهٗ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ

رات جي پوئين پهر ۾ معافي گهرڻ وارا ف٣٧ . الله شاهدي ڏني ته ان کان سواءِ ڪو به معبود ڪونهي

وَالْمَلٰٓئِكَةُ وَاُولُوا الْعِلْمِ قَآئِمًا بِالْقِسْطِ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ الْعَزِيْزُ

۽ ملائڪن ۽ عالمن ف٣٩ انصاف سان بيهي ڪري ۽ ان کان سواءِ ڪنهن جي عبادت نه آهي عزت وارو

الْحَكِيْمُ ﴿١٨﴾ اِنَّ الدِّيْنَ عِنْدَ اللّٰهِ الْاِسْلَامُ وَمَا اخْتَلَفَ الَّذِيْنَ

حڪمت وارو آهي . بيشڪ الله وٽ اسلام ئي دين آهي ف٤٠ ۽ ڪتابي ف٤١ ڦوٽ ۾ نه پيا

اُوْتُوا الْكِتٰبَ اِلَّا مِنْۢ بَعْدِ مَا جَآءَهُمُ الْعِلْمُ بَغْيًۢا بَيْنَهُمْ وَمَنْ

مگر هن کان پوءِ جو وٽن علم (يقين) اچي چڪو ف٤٢ پنهنجي دلين جي ساڙ کان ف٤٣

يَّكْفُرْ بِاٰيٰتِ اللّٰهِ فَاِنَّ اللّٰهَ سَرِيْعُ الْحِسَابِ ﴿١٩﴾ فَاِنْ حَآجُّوْكَ

۽ جيڪو الله جي آيتن جو منڪر هجي ته الله بيشڪ جلد حساب وٺڻ وارو آهي . پوءِ اي محبوب

فَقُلْ اَسْلَمْتُ وَجْهِيَ لِلّٰهِ وَمَنِ اتَّبَعَنِ وَقُلْ لِّلَّذِيْنَ اُوْتُوا

جيڪڏهن اهي توسان حجت ڪن ته تون فرماءِ ته مون پنهنجو منهن الله جي حضور جهڪايو ۽ جن منهنجي

الْكِتٰبَ وَالْاُمِّيّٖنَ ءَاَسْلَمْتُمْ فَاِنْ اَسْلَمُوْا فَقَدِ اهْتَدَوْا

پيروي ڪئي ف٤٤ ۽ ڪتابين ۽ اڻ پڙهيلن کي فرماءِ ف٤٥ ڇا توهان ڪنڌ جهڪايو ف٤٦ پوءِ جي ڪنڌ جهڪايائون ته

وَاِنْ تَوَلَّوْا فَاِنَّمَا عَلَيْكَ الْبَلٰغُ وَاللّٰهُ بَصِيْرٌۢ بِالْعِبَادِ ﴿٢٠﴾

هدايت وارا ٿي ويا ۽ جيڪڏهن منهن ڦيرائون ته توتي اهو ئي حڪم پهچائڻ آهي ف٤٧ ۽ الله ٻانهن کي ڏسي رهيو آهي .

اِنَّ الَّذِيْنَ يَكْفُرُوْنَ بِاٰيٰتِ اللّٰهِ وَيَقْتُلُوْنَ النَّبِيّٖنَ بِغَيْرِ حَقٍّ

اهي جيڪي الله جي آيتن کان منڪر ٿيا ۽ پيغمبرن کي ناحق شهيد ڪيائون ف٤٨ ۽

وَّيَقْتُلُوْنَ الَّذِيْنَ يَاْمُرُوْنَ بِالْقِسْطِ مِنَ النَّاسِ فَبَشِّرْهُمْ

انصاف سان حڪم ڪندڙن کي قتل ڪيائون انهن کي خوشخبري ڏي

ع ٢ / ١١ / ١٠ — النصف

ف٣٥ جيڪي عباد تن ۽ مصيبتن تي صبر ڪن ۽ گناهن کان پري رهن.

ف٣٦ جن جا قول ۽ ارادا ۽ نيتون سڀ سچيون آهن .

ف٣٧ هن ۾ رات جي پوئين حصي ۾ نماز پڙهڻ وارا به داخل آهن ۽ اُن جي وقت دعاءِ استغفار ڪرڻ وارا به؛ هي وقت اڪيلائي ۽ دعا جي قبول ٿيڻ جو آهي. حضرت لقمان عليه السلام پنهنجي فرزند کي فرمايو ته ڪُڪڙ کان گهٽ نه رهجان ۽، جو اهو ته اسُر سان پڪاري ۽ تون سمهيو رهين.

ف٣٨ شان نزول :- شام جي احبارمان ٻه شخص سيد عالم صلی اللّٰه عليه وسلم جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيا، جڏهن انهن مدينه طيبه کي ڏٺو ته هڪٻئي کي چوڻ لڳا ته نبي آخرالزمان جي شهر جي اها ئي صفت آهي، جيڪا هن شهر ۾ ڏني وڃي ٿي. جڏهن آستانهٔ اقدس تي حاضر ٿيا ته انهن حضور جن جي شڪل ۽ شمائل مبارڪ توريت جي مطابق ڏسي، حضور جن کي سڃاڻي ورتو ۽ عرض گذاريائون توهان محمد (صلی اللّٰه عليه وسلم) آهيو ؟ حضور جن فرمايو هائو. وري عرض ڪيائون ته توهان احمد آهيو ؟ (صلی اللّٰه عليه وسلم). فرمايائون هائو. عرض پيش ڪيائون ته اسان هڪ سوال ڪريون ٿا، جيڪڏهن توهان ان جو جواب صحيح ڏنو ته اسان او هان تي ايمان آڻيندا سين. فرمايائون سوال ڪريو. انهن عرض ڪيو ته ڪتاب الله ۾ سڀني کان وڏي شهادت ڪهڙي آهي؟ اُن تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ اُن کي ٻُڌي اهي ٻئي حبر (عالم) مسلمان ٿي ويا. حضرت سعيد بن جبير رضی اللّٰه عنه کان روايت آهي ته ڪعبه معظمه ۾ ٣٦٠ بُت پيل هئا جڏهن مديني پاڪ ۾ هيءَ آيت نازل ٿي ته ڪعبي شريف جي اندر اهي سڀ سجدي ۾ ڪري پيا .

ف٣٩ يعني نبين ۽ ولين .

ف٤٠ اُن کان سواءِ ڪو به دين مقبول نه آهي. يهودي ۽ نصاري وغيره ڪافر جيڪي پنهنجي دين کي افضل ۽ مقبول چون ٿا، هن آيت ۾ انهن جي دعوي کي باطل ڪيو ويو آهي .

ف٤١ هي آيت يهودين ۽ نصارن جي حق ۾ وارد ٿي، جن اسلام کي ڇڏيو ۽ انهن سيد عالم حضرت مُحمَّد صلی اللّٰه عليه وسلم جن جي نبوت ۾ اختلاف ڪيو.

ف٤٢ اُهي پنهنجن ڪتابن ۾ سيد عالم صلی اللّٰه عليه وسلم جن جي نعت ۽ صفت کي ڏسي چڪا هئا ۽ انهن ڄاتو ته هي ئي اهو نبي آهي جنهن جون ڪتبِ الاهيه ۾ خبرون ڏنيون ويون آهن . ف٤٣ يعني سندن اختلاف جو سبب انهن جو حسد ۽ دنيوي نفعن جي لالچ آهي . ف٤٤ يعني مان ۽ منهنجا پيروڪار بلڪل الله تعالیٰ جا فرمانبردار ۽ مطيع آهن . اسان جو دين توحيد جو دين آهي، جنهن جو توهان وٽ صحيح هجڻ توهان وٽ خود پنهنجن ڪتابن مان به ثابت ٿي چڪو آهي، پوءِ ان ۾ توهان جو اسان سان جهيڙو ڪرڻ بلڪل باطل آهي. ف٤٥ جيترا ڪافر غير ڪتابي آهن، اهي اُمّيين (اڻ پڙهيلن) ۾ داخل آهن، انهن مان عرب جا مُشرڪ به آهن . ف٤٦ ۽ دين اسلام جي حضور متوجهه ٿيا يا باوجود ڇٽن دليلن قائم هجڻ جي توهان اڃا تائين پنهنجي ڪفر تي آهيو. هي اسلام جي دعوت جو هڪ پيرايو آهي ۽ اهڙيءَ طرح انهن کي سچي دين جي طرف سڏيو وڃي ٿو. ف٤٧ ۽ توهان پورو ڪري ڇڏيو، ان مان انهن فائدو حاصل نه ڪيو، پوءِ نقصان ۾ اهي رهيا، ان ۾ حضور سيد عالم صلی اللّٰه عليه وسلم جن جي تسڪين خاطر آهي ته توهان انهن جي ايمان نه آڻڻ سان ڏکويل نه ٿيو.

ف٤٨ جيئن بني اسرائيلن صبح جي هڪ گهڙيءَ ۾ ٽيتاليهن نبين کي قتل ڪيو، پوءِ جڏهن انهن مان هڪ سؤ ٻارهن عابدن اُٿي ڪري ڪين نيڪين جو حڪم ڏنو ۽ برائين کان منع ڪئي ته انهيءَ ڏينهن شام جو انهن کي به قتل ڪري ڇڏيائون. هن آيت ۾ سيد عالم صلی اللّٰه عليه وسلم جن جي زماني جي يهودين کي ملامت ڪيل آهي، جو ته اهي پنهنجن ابن ڏاڏن جي اهڙي بدترين فعل کان راضي آهن .

بِعَذَابٍ اَلِيْمٍ ﴿٢١﴾ اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ حَبِطَتْ اَعْمَالُهُمْ فِى الدُّنْيَا

دردناڪ عذاب جي . اهي ئي آهن جن جا عمل چٽ ٿي ويا دنيا ۾

وَ الْاٰخِرَةِ وَ مَا لَهُمْ مِّنْ نّٰصِرِيْنَ ﴿٢٢﴾ اَلَمْ تَرَ اِلَى الَّذِيْنَ اُوْتُوْا

آخرت ۾ ۴۹ ۽ انهن جو ڪوئي مددگار نه آهي ۵۰ ڇا توهان انهن کي نه ڏٺو جن کي

نَصِيْبًا مِّنَ الْكِتٰبِ يُدْعَوْنَ اِلٰى كِتٰبِ اللّٰهِ لِيَحْكُمَ بَيْنَهُمْ ثُمَّ

ڪتاب جو هڪ حصو مليو ۵۱ الله جي ڪتاب جي طرف سڏيا وڃن ٿا جيئن اهو سندن فيصلو ڪري پوءِ

يَتَوَلّٰى فَرِيْقٌ مِّنْهُمْ وَهُمْ مُّعْرِضُوْنَ ﴿٢٣﴾ ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ قَالُوْا لَنْ

انهن مان هڪ ٽولو ان کان منهن موڙي ڦري وڃي ٿو ۵۲ . هي جرأت ۵۳ انهن کي هن ڪري ٿي جو اهي

تَمَسَّنَا النَّارُ اِلَّآ اَيَّامًا مَّعْدُوْدٰتٍ وَغَرَّهُمْ فِىْ دِيْنِهِمْ مَّا

چوندا آهن ته اسان کي باه هرگز نه ڇهندي مگر ڳڻپ جا ڪي ڏينهن ۵۴ ۽ سندن دين ۾ انهن کي ٺڳيو ان ڪوڙ جو

كَانُوْا يَفْتَرُوْنَ ﴿٢٤﴾ فَكَيْفَ اِذَا جَمَعْنٰهُمْ لِيَوْمٍ لَّا رَيْبَ فِيْهِ وَوُفِّيَتْ

اهي هڻندا هئا ۵۵ پوءِ ڪيئن هوندو جڏهن اسان انهن کي گڏ ڪنداسين انهيءَ ڏينهن لاءِ جنهن ۾ ڪو شڪ نه آهي ۵۶ ۽ هر جا

كُلُّ نَفْسٍ مَّا كَسَبَتْ وَهُمْ لَا يُظْلَمُوْنَ ﴿٢٥﴾ قُلِ اللّٰهُمَّ مٰلِكَ

کي سندس ڪمائيءَ جو پورو پورو بدلو ڏنو ويندو ۽ انهن تي ظلم نه ٿيندو . هن طرح عرض ڪر اي الله ملڪ جا مالڪ

الْمُلْكِ تُؤْتِى الْمُلْكَ مَنْ تَشَآءُ وَتَنْزِعُ الْمُلْكَ مِمَّنْ تَشَآءُ وَ

تون جنهن کي گهرين بادشاهي ڏين ۽ جنهن کان گهرين بادشاهي ڇني وٺين ۽

تُعِزُّ مَنْ تَشَآءُ وَتُذِلُّ مَنْ تَشَآءُ ؕ بِيَدِكَ الْخَيْرُ ؕ اِنَّكَ عَلٰى كُلِّ

جنهن کي گهرين عزت ڏين ۽ جنهن کي گهرين ذلت ڏين، سموري ڀلائي تنهنجي ئي هٿ ۾ آهي . بيشڪ تون

شَىْءٍ قَدِيْرٌ ﴿٢٦﴾ تُوْلِجُ الَّيْلَ فِى النَّهَارِ وَتُوْلِجُ النَّهَارَ فِى الَّيْلِ

سڀ ڪجهه ڪري سگهين ٿو . ۵۷ تون ڏينهن جو حصو رات ۾ وجهين ۽ رات جو حصو ڏينهن ۾ داخل ڪرين ۵۸

وَتُخْرِجُ الْحَىَّ مِنَ الْمَيِّتِ وَتُخْرِجُ الْمَيِّتَ مِنَ الْحَىِّ وَتَرْزُقُ

۽ مُئل مان جيئرو پيدا ڪرين ۽ جيئري مان مُئل ڪڍين ۵۹ ۽ جنهن کي وڻيئي

مَنْ تَشَآءُ بِغَيْرِ حِسَابٍ ﴿٢٧﴾ لَا يَتَّخِذِ الْمُؤْمِنُوْنَ الْكٰفِرِيْنَ اَوْلِيَآءَ

بي شمار ڏيئي ڇڏين . مسلمان ڪافرن کي پنهنجو دوست نه بنائين

منزل ١

۴۹ مسئلو . هن آيت مان معلوم ٿيو ته نبين سڳورن جي دربار ۾ بي ادبي ڪفر آهي ۽ اهو به ته ڪفر سان سمورا اعمال ضايع ٿي وڃن ٿا.

۵۰ جو انهن کي الله جي عذاب کان بچائي.

۵۱ يعني يهودين کي، جو انهن کي توريت شريف جا علوم ۽ احڪام سيکاريا ويا هئا، جن ۾ سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي اوصاف ۽ احوال ۽ دين اسلام جي حقانيت جو بيان آهي. تنهن ڪري انهن تي لازم هيو جو جڏهن حضور جن تشريف فرما ٿين ۽ انهن کي قرآن ڪريم جي طرف دعوت ڏين ته اهي حضور جن تي ۽ قرآن شريف تي ايمان آڻين ۽ ان جي احڪام جي تعميل ڪن پر انهن مان گهڻن ائين نه ڪيو. ان تقدير تي آيت ۾ مِنَ الْكِتَابِ مان توريت ۽ كِتَابَ اللّٰهِ مان قرآن شريف مراد آهي.

۵۲ شان نزول :. هن آيت جي شان نزول ۾ حضرت ابن عباس رضى الله عنهما کان هڪ روايت هيءَ آئي آهي ته هڪ ڀيري سردارِ جهان صلى الله عليه وسلم جن بيت المقدس ۾ تشريف وٺي ويا ۽ اتي يهودين کي اسلام جي دعوت ڏنائون . نعيم ابن عمرو ۽ حارث ابن زيد چيو ته اي محمدؐ! (صلى الله عليه وسلم) توهان ڪهڙي دين تي آهيو؟ فرمايائون ابراهيمي دين تي. اهي چوڻ لڳا حضرت ابراهيم عليه السلام ته يهودي هو. جهان جي سردار صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن فرمايو ته توريت آڻيو، هاڻي اسان ۽ توهان جي وچ ۾ فيصلو ٿي ويندو. اهي انهيءَ ڳالهه تي نه ميا ۽ منڪر ٿي ويا ان تي هيءَ آيت سڳوري نازل ٿي. ان تقدير تي آيت ۾ ڪتاب الله مان توريت مراد آهي . حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان هڪ ٻي به روايت آهي ته خيبر جي يهودين مان هڪ مرد هڪ عورت سان زنا ڪئي هئي. توريت ۾ اهڙي گناه جي سزا پٿرهڻي هڻي هلاڪ ڪري ڇڏڻ آهي، پر جڏهن ته اهي ماڻهو يهودين ۾ وڏي خاندان مان هئا. تنهن ڪري انهن کين سنگسار ڪرڻ پسند نه ڪيو ۽ ان معاملي کي هن اميد سان سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن وٽ آندائون ته شايد پاڻ سڳورا سنگسار ڪرڻ جو حڪم نه ڏين . مگر حضور جن انهن ٻنهي جي سنگسار ڪرڻ جو حڪم ڏنو . ان تي يهودي ڪاوڙيا ۽ چوڻ لڳا ته ان گناه جي اها سزا نه آهي، توهان ظلم ٿا ڪريو. حضور انور جن فرمايو ته فيصلو توريت تي رکو ، چوڻ لڳا اها انصاف جي ڳالهه آهي. توريت گهرايو ويو ۽ عبد الله بن صوريا (يهودين جي وڏي عالم) ان کي پڙهيو، جڏهن ان ۾ آيتِ رجم آئي جنهن ۾ سنگسار ڪرڻ جو حڪم هو ته عبدالله ان تي هٿ رکي ڇڏيو ۽ ان کي ڇڏي ويو. حضرت عبدالله ابن سلام سندس هٿ هٽائي اها آيت پڙهي ورتي . يهودي ذليل ۽ خوار ٿيا ۽ اهي يهودي مرد ۽ عورت (جن زنا ڪئي) حضور جن جي حڪم سان سنگسار ڪيا ويا. انَ تي هيءَ آيت نازل ٿي. ۵۳ الله جي ڪتاب کان منهن ڦيرائڻ جي. ۵۴ يعني چاليهه ڏينهن يا هڪ هفتو ۽ پوءِ ڪجهه غم نه آهي. ۵۵ ۽ انهن جو هي قول هو ته اسان الله جا پٽ ۽ ان جا پيارا آهيون، اهو اسان کي گناهن تي عذاب نه ڪندو مگر ٿوري مُدت . ۵۶ اهو قيامت جو ڏينهن آهي. ۵۷ شان نزول :. مڪي جي فتح وقت سيد الانبياء صلى الله عليه وسلم جن پنهنجي اُمت سان ملڪ فارس ۽ روم جي بادشاهيءَ جو واعدو فرمايو ته يهودي منافق ان کي تمام ڏور ڀانئڻ سمجهيو ۽ چوڻ لڳا ته ڪٿي محمدؐ (صلى الله عليه وسلم) ۽ ڪٿي فارس ۽ روم جا ملڪ! اهي وڏا زبردست ۽ نهايت محفوظ آهن. ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي ۽ آخرڪار حضور جن جو واعدو پورو ٿيو.

۵۸ يعني ڪڏهن رات کي وڌائي، ڏينهن کي گهٽائي ۽ ڪڏهن ڏينهن کي وڌائيءَ رات کي گهٽائي. اها سندس قدرت آهي ته فارس ۽ روم کان ملڪ وٺي غلامانِ مصطفىٰ (صلى الله عليه وسلم) کي عطا فرمائڻ. ان جي قدرت کان ڪهڙو پري آهي.

۵۹ زنده کي مُئل مان ڪڍڻ اهڙيءَ طرح آهي، جيئن زنده انسان کي بي جان نطفي مان ۽ پکيءَ جي زنده ٻچي کي بي روح آنيءَ مان ۽ زنده دل مؤمن کي مُئل دل ڪافر مان. ۽ زنده مان مُئل ڪڍڻ هن طرح آهي جيئن زنده انسان مان بي جان نطفو ۽ زنده پکيءَ مان بي جان آنو ۽ زنده دل مؤمن مان مُئل دل ڪافر.

مِنْ دُوْنِ الْمُؤْمِنِيْنَ ۚ وَمَنْ يَّفْعَلْ ذٰلِكَ فَلَيْسَ مِنَ اللّٰهِ فِيْ

مسلمانن کان سواءِ ول٦٠ جيڪو ايئن ڪندو انهيءَ جو الله سان ڪو به واسطو نه رهيو

شَيْءٍ اِلَّآ اَنْ تَتَّقُوْا مِنْهُمْ تُقٰىةً ؕ وَيُحَذِّرُكُمُ اللّٰهُ نَفْسَهٗ ؕ وَ

مگر هي ته توهان انهن کان ڪجهه ڊڄو ول٦١ ۽ الله توهان کي پنهنجي قهر کان ڊيڄاري ٿو ۽

اِلَى اللّٰهِ الْمَصِيْرُ ﴿۲۸﴾ قُلْ اِنْ تُخْفُوْا مَا فِيْ صُدُوْرِكُمْ اَوْ تُبْدُوْهُ

الله جي ئي طرف ورڻو آهي. تون فرماءِ جيڪڏهن توهان پنهنجي دل جي ڳالهه لڪايو يا ظاهر ڪريو الله کي سڀ

يَعْلَمْهُ اللّٰهُ ؕ وَيَعْلَمُ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ ؕ وَاللّٰهُ عَلٰى

معلوم آهي ۽ ڄاڻي ٿو جو ڪجهه آسمانن ۾ آهي ۽ جو ڪجهه زمين ۾ آهي ۽ الله هر شيءِ

كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ﴿۲۹﴾ يَوْمَ تَجِدُ كُلُّ نَفْسٍ مَّا عَمِلَتْ مِنْ خَيْرٍ مُّحْضَرًا ۚۛ

تي قادر آهي. جنهن ڏينهن هر ساهه جيڪي چڱو ڪم ڪيو موجود (حاضر) ڏسندو

وَّمَا عَمِلَتْ مِنْ سُوْٓءٍ ۚۛ تَوَدُّ لَوْ اَنَّ بَيْنَهَا وَبَيْنَهٗٓ اَمَدًۢا بَعِيْدًا ؕ وَ

۽ جيڪي بُرا ڪم ڪيائين اميد ڪندو ته جيڪر مون ۾ ۽ ان ۾ ڏور واهون فاصلو ول٦٢

يُحَذِّرُكُمُ اللّٰهُ نَفْسَهٗ ؕ وَاللّٰهُ رَءُوْفٌۢ بِالْعِبَادِ ﴿۳۰﴾ قُلْ اِنْ كُنْتُمْ

هجي ها ول٦٣ ۽ الله توهان کي پنهنجي عذاب کان ڊيڄاري ٿو ۽ الله ٻانهن تي مهربان آهي. اي محبوب تون فرماءِ

تُحِبُّوْنَ اللّٰهَ فَاتَّبِعُوْنِيْ يُحْبِبْكُمُ اللّٰهُ وَيَغْفِرْ لَكُمْ ذُنُوْبَكُمْ ؕ وَاللّٰهُ

ته اي انسانو! جيڪڏهن توهان الله کي دوست رکو ٿا ته منهنجا فرمانبردار ٿيو الله توهان کي دوست رکندو ول٦٤ ۽ توهان جا گناهه بخشي ڇڏيندو

غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿۳۱﴾ قُلْ اَطِيْعُوا اللّٰهَ وَالرَّسُوْلَ ۚ فَاِنْ تَوَلَّوْا فَاِنَّ

۽ الله بخشڻهار مهربان آهي. تون فرماءِ ته الله ۽ رسول جو حڪم مڃيو ول٦٥ پوءِ جيڪڏهن اهي منهن

اللّٰهَ لَا يُحِبُّ الْكٰفِرِيْنَ ﴿۳۲﴾ اِنَّ اللّٰهَ اصْطَفٰٓى اٰدَمَ وَنُوْحًا وَّاٰلَ

ڦيرن ته الله کي ڪافر پسند نه آهن. بيشڪ الله چونڊيو آدم ۽ نوح ۽ ابراهيم

اِبْرٰهِيْمَ وَاٰلَ عِمْرٰنَ عَلَى الْعٰلَمِيْنَ ﴿۳۳﴾ ۙ ذُرِّيَّةًۢ بَعْضُهَا مِنْۢ بَعْضٍ ؕ

جي آل ۽ عمران جي آل کي سموري جهان مان ول٦٦ هيءَ هڪ نسل آهي هڪ ٻئي مان ول٦٧

وَاللّٰهُ سَمِيْعٌ عَلِيْمٌ ﴿۳۴﴾ ۚ اِذْ قَالَتِ امْرَاَتُ عِمْرٰنَ رَبِّ اِنِّيْ نَذَرْتُ

۽ الله ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي. جڏهن عمران جي بيبي عرض ڪيو ول٦٨ اي منهنجا رب مان تنهنجي واسطي نذر (پاس) رکيم

منزل ١

ول٦٠ شان نزول:- حضرت عباده ابن صامت جنگ احزاب جي ڏينهن سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن کي عرض ڪيو ته مون سان گڏ پنج سؤ يهودي آهن. جيڪي منهنجا حليف آهن. منهنجي راءِ آهي ته مان دشمن جي مقابلي ۾ انهن کان مدد حاصل ڪريان. ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي ۽ ڪافرن کي دوست ۽ مددگار بڻائڻ جي منع فرمائي ويئي.

ول٦١ ڪافرن سان دوستي منع ۽ حرام آهي. انهن کي رازدان بڻائڻ ۽ انهن سان دوستي رکڻ ناجائز آهي. جيڪڏهن جان يا مال جو خوف هجي ته اهڙي وقت صرف ظاهري برتاءُ جائز آهي.

ول٦٢ يعني قيامت جي ڏينهن هر نفس کي عملن جي سزا ملندي ۽ ان ۾ گهٽ وڌائي نه ٿيندي.

ول٦٣ يعني مان هي بُرو ڪم نه ڪيو هجي ها.

ول٦٤ هن آيت مان معلوم ٿيو ته الله تعاليٰ جي محبت جي دعويٰ تڏهن سچي ٿي سگهي ٿي، جڏهن ماڻهو سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن جو تابعدار ٿئي ۽ حضور جن جي اطاعت اختيار ڪري.

شان نزول:- حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن قريش وٽ رهيا. جن خانه ڪعبه ۾ بُت نصب ڪيا هئا، ۽ انهن کي سينگاري کين سجدا ڪري رهيا هئا. حضور جن فرمايو اي قريش جا ٽولو! خدا جو قسم توهان پنهنجي ابن (حضرت ابراهيم ۽ حضرت اسماعيل عليهما السلام) جي دين جي خلاف ٿي ويا. قريشن چيو اسان انهن بُتن کي الله جي محبت ۾ پوڄيندا آهيون ته ٻئي اهي اسان کي الله جي ويجهو ڪن. ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي ۽ ٻڌايو ويو ته الله جي محبت جي دعويٰ سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن جي تابعداري ۽ فرمانبرداريءَ کان سواءِ قابل قبول نه آهي. جيڪو ان جي دعويٰ جو ثبوت ڏيڻ گهري، حضور جن جي غلامي ڪري ۽ حضور جن بُت پرستيءَ کان منع فرمائي ته پوءِ بُت پوڄڻ وارو حضور جن جو نافرمان ۽ الله جي محبت جي دعويٰ ۾ ڪوڙو آهي.

ول٦٥ اهائي الله جي محبت جي نشاني آهي ۽ الله تعاليٰ جي اطاعت، رسول الله جي اطاعت کان سواءِ نه ٿي ٿي سگهي.

بخاري ۽ مسلم جي حديث ۾ آهي: جنهن منهنجي نافرماني ڪئي، ان الله جي نافرماني ڪئي.

ول٦٦ يهودين چيو ته اسان حضرت ابراهيم، اسحاق ۽ يعقوب عليهم السلام جي اولاد مان آهيون ۽ انهن جي دين تي آهيون. ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي ۽ ٻڌايو ويو ته الله تعاليٰ انهن کي اسلام سان برگزيده ڪيو ۽ توهان يهوديو! اسلام تي نه آهيو، پوءِ توهان جي هيءَ دعويٰ غلط آهي.

ول٦٧ انهن جا پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان نسلي تعلقات به آهن ۽ پڻ هڪ ٻئي جا معاون ۽ مددگار به.

ول٦٨ عمران ٻه آهن: هڪ عمران بن يصهر بن قاهث بن لاوي بن يعقوب، هي حضرت موسيٰ ۽ هارون جو والد آهي. ٻيو عمران بن ماثان، هي حضرت عيسيٰ عليه السلام جي والده مريم جو والد آهي. ٻنهي عمرانن جي وچ ۾ هڪ هزار اٺ سؤ ورهن جو فرق آهي. هتي ٻيو عمران مراد آهي. ان جي بي بي سڳوريءَ جو نالو حنه بنت فاقوذا آهي، هي بي بي مريم جي والده آهي.

لَكَ مَا فِىْ بَطْنِىْ مُحَرَّرًا فَتَقَبَّلْ مِنِّىْ ۚ اِنَّكَ اَنْتَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ ﴿٣٥﴾

تہ جيڪي منهنجي پيٽ ۾ آهي خالص تنهنجي ئي خدمت ۾ رهي ٦٩ تہ تون مون کان قبول فرماءِ بيشڪ تون ئي ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهين.

فَلَمَّا وَضَعَتْهَا قَالَتْ رَبِّ اِنِّىْ وَضَعْتُهَآ اُنْثٰى ؕ وَاللّٰهُ اَعْلَمُ بِمَا

پوءِ جڏهن ان کي ڄڻيائين چيائين اي منهنجا رب هيءُ تہ مون ڌيءُ ڄڻي ۽ الله کي خوب معلوم آهي جيڪي

وَضَعَتْ ؕ وَلَيْسَ الذَّكَرُ كَالْاُنْثٰى ۚ وَاِنِّىْ سَمَّيْتُهَا مَرْيَمَ وَاِنِّىْٓ

انهيءَ ڄڻيو ۽ اهو پٽ جو ان گهريو ان ڇوڪريءَ وانگر نہ آهي ٧١ ۽ مان ان جو نالو مريم رکيو ٧٢ ۽

اُعِيْذُهَا بِكَ وَذُرِّيَّتَهَا مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيْمِ ﴿٣٦﴾ فَتَقَبَّلَهَا رَبُّهَا

مان ان کي ۽ ان جي اولاد کي تنهنجي پناھ ۾ ڏيان ٿي ترڪيل شيطان کان پوءِ ان کي سندس رب

بِقَبُوْلٍ حَسَنٍ وَّاَنْۢبَتَهَا نَبَاتًا حَسَنًا ۙ وَّكَفَّلَهَا زَكَرِيَّا ۚ كُلَّمَا دَخَلَ

چڱيءَ طرح قبول ڪيو ٧٣ ۽ ان کي چڱيءَ طرح پالي وڏو ڪيائين ٧٤ ۽ ان کي زڪريا جي نگهباني ۾ ڏنائين

عَلَيْهَا زَكَرِيَّا الْمِحْرَابَ ۙ وَجَدَ عِنْدَهَا رِزْقًا ۚ قَالَ يٰمَرْيَمُ اَنّٰى لَكِ

جڏهن زڪريا ان وٽ ان جي نماز پڙهڻ جي جاءِ تي ويندو هو تہ ان وٽ نئون رزق ڏسندو هو ٧٥ چيائين

هٰذَا ؕ قَالَتْ هُوَ مِنْ عِنْدِ اللّٰهِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ يَرْزُقُ مَنْ يَّشَآءُ

اي مريم هيءُ تو وٽ ڪٿان آيو ڇوڻ لڳي هيءُ الله جي طرفان آهي ۔ بيشڪ الله جنهن کي گهري

بِغَيْرِ حِسَابٍ ﴿٣٧﴾ هُنَالِكَ دَعَا زَكَرِيَّا رَبَّهٗ ۚ قَالَ رَبِّ هَبْ لِىْ

بي حساب ڏي ٧٦ ۔ اتي زڪريا پنهنجي رب کي سڏيو عرض ڪيائين اي منهنجا رب مون کي

مِنْ لَّدُنْكَ ذُرِّيَّةً طَيِّبَةً ۚ اِنَّكَ سَمِيْعُ الدُّعَآءِ ﴿٣٨﴾ فَنَادَتْهُ

پاڻ وٽان سٺي اولاد ڏي ۔ بيشڪ تون ئي آهين دعا ٻڌندڙ تہ ملائڪن ان کي

الْمَلٰٓئِكَةُ وَهُوَ قَآئِمٌ يُّصَلِّىْ فِى الْمِحْرَابِ ۙ اَنَّ اللّٰهَ يُبَشِّرُكَ

آواز ڏنو هن حال ۾ جو اهو پنهنجي نماز جي جاءِ تي بيٺو نماز پڙهي رهيو هو ٧٧ بيشڪ الله توهان کي خوشخبري ڏي ٿو

بِيَحْيٰى مُصَدِّقًۢا بِكَلِمَةٍ مِّنَ اللّٰهِ وَسَيِّدًا وَّحَصُوْرًا وَّنَبِيًّا

يحيٰي جي جو الله جي طرفان هڪ ڪلمي جي ٧٩ تصديق ڪندو ۽ سردار ٨٠ ۽ هميشه جي واسطي عورتن کان بچندڙ ۽ نبي

مِّنَ الصّٰلِحِيْنَ ﴿٣٩﴾ قَالَ رَبِّ اَنّٰى يَكُوْنُ لِىْ غُلٰمٌ وَّقَدْ بَلَغَنِىَ

اسان جي خاص ماڻهن مان آهي ٨١ عرض ڪيائين اي منهنجا رب مون کي پٽ ڪٿان ٿيندو مون کي تہ ٻڍاپو پهچي ويو ٨٢

٦٩ ۽ تنهنجي عبادت کان سواءِ دنيا جو ڪو ڪم اُن جي متعلق نہ هجي بيت المقدس جي خدمت اُن جي ذمي هجي. عالمن اهو واقعو هن طرح بيان ڪيو آهي تہ حضرت ذڪريا ۽ عمران ٻئي هم زلف هئا. فاقوذا جي ڌيءُ ايشاع جيڪا حضرت يحيٰي جي والده آهي ۽ ان جي ڀيڻ حنہ جيڪا فاقوذا جي ٻي ڌيءُ ۽ حضرت مريم جي والده آهي. اها عمران جي گهرواري هئي، ڪنهن وقت تائين حنہ کي اولاد نہ ٿيو ايستائين جو ٻڍاپڻ اچي ويس ۽ مايوس ٿي ويئي. هي صالحن جو خاندان هو ۽ هي سڀ ماڻهو الله جا پيارا هئا. هڪڙي ڏينهن حنہ هڪ وڻ جي ڇانو ۾ هڪ جهرڪي ڏٺي، جيڪا پنهنجي ٻچي کي چوڳو ڏيئي رهي هئي. اهو ڏسي ڪيس دل ۾ اولاد جو شوق پيدا ٿيو ۽ الله جي بارگاھ ۾ دعا گهريائين تہ يا رب! جيڪڏهن تون مون کي ٻار ڏين تہ مان ان کي بيت المقدس جو خادم بڻايان ۽ ان جي خدمت جي لاءِ وقف ڪري ڇڏيان. جڏهن اها حامله ٿي ۽ اهو نذر ڀاسيائين تہ سندس مڙس فرمايس تہ تو هي ڇا ڪيو! جيڪڏهن ڇوڪري ٿي پيئي تہ اها انهيءَ جي قابل ڪٿي رهندي. ان زماني ۾ ڇوڪرن کي بيت المقدس جي خدمت لاءِ ڏنو ويندو هو ۽ ڇوڪريون زنانہ عوارض ۽ ڪمزورين ۽ مردن سان گڏ نہ رهي سگهڻ سببان انهيءَ لائق نہ سمجهيون وينديون هيون. انهيءَ ڪري انهن کي سخت فڪر ٿيو ۽ حنہ جي ٻار ڄڻڻ کان اڳ عمران جو انتقال ٿي ويو. ٧٠ حنہ هي ڪلمو حيلي ڪرڻ جي طور تي چيو ۽ ان کي حسرت ۽ غم ٿيو تہ ڇوڪري ٿي تہ پوءِ نذر ڪهڙيءَ طرح پوري ٿي سگهندو. ٧١ چوتہ هيءَ ڇوڪري الله جي عطا آهي ۽ ان جي فضل سان فرزند کان وڌيڪ فضيلت رکڻ واري آهي. هيءَ صاحبزادي حضرت مريم هئي ۽ پنهنجي زماني جي سڀني عورتن کان اجمل ۽ افضل هئي. ٧٢ مريم جي معنيٰ عابدہ آهي. ٧٣ ۽ نذر ۾ ڇوڪري جي جڳھ تي حضرت مريم کي قبول فرمايائين حنہ ولادت کان پوءِ حضرت مريم کي ڪپڙي ۾ ويڙهي بيت المقدس ۾ احبار جي سامهون رکي ڇڏيو. هي احبار حضرت هارون جي اولاد مان هئا ۽ بيت المقدس ۾ انهن جو منصب اهڙو هو جهڙو ڪعبي شريف ۾ حجبہ شريف (ڪنجي بردار) جو. جيئن تہ حضرت مريم انهن جي امام ۽ سندن قرباني جي مالڪ جي نياڻي هئي ۽ انهن جو خاندان بني اسرائيلن ۾ تمام اعليٰ ۽ علم وارو هو ان ڪري انهن سڀني (جن جو تعداد ستاويهہ هو) حضرت مريم کي وٺي ۽ ان جي پالڻ (تڪفل ڪرڻ) جي رغبت ڪئي. حضرت زڪريا فرمايو تہ مان هن جو سڀني کان وڌيڪ حقدار آهيان؛ چوتہ منهنجي گهر ۾ سندس ماسي آهي.

منزل ١

معاملو ان تي ختم ٿيو تہ ڪُڻو وڌو وڃي، ڪُڻو حضرت ذڪريا جي نالي تي ئي نڪتو. ٧٤ حضرت مريم هڪ ڏينهن ۾ ايترو وڌي جيترو ٻيا ٻار هڪ سال ۾. ٧٥ بي موسم ميوا جيڪي جنت کان ايندا هئا ۽ حضرت مريم ڪنهن عورت جو کير نہ پيتو. ٧٦ حضرت مريم ننڍڙپڻ ۾ ئي ڳالهايو. جڏهن تہ اها پرورش وٺي رهي هئي، جيئن سندس فرزند حضرت عيسيٰ عليه السلام انهيءَ حال ۾ ڳالهايو. مسئلو:- هيءَ آيت ڪرامات اولياءِ جي ثبوت جو دليل آهي تہ الله تعاليٰ انهن جي هٿن تي خوارق ظاهر فرمائي ٿو. حضرت زڪريا جڏهن هي ڏٺو تہ فرمايائين، جيڪا ذات پاڪ مريم کي بي وقت بي موسم ۽ بغير سبب جي ميوو عطا فرمائڻ تي قادر آهي. اها بيشڪ ان تي بہ قادر آهي تہ منهنجي سَنڍ ٻيبيءَ کي نئين تندرستي ڏئي ۽ مون کي هن پوڙهاپڻ ۾ اُميد ختم ٿي وڃڻ کان پوءِ فرزند عطا ڪري ان خيال سان پاڻ دُعا گهريائين، جنهن جو ايندڙ آيت ۾ بيان آهي. ٧٧ يعني بيت المقدس جي محراب ۾ دروازو بند ڪري دُعا گهريائين. ٧٨ حضرت زڪريا عليه السلام وڏو عالم هو. الله جي بارگاھ ۾ پاڻ ئي قربانيون پيش ڪندو هو ۽ مسجد شريف ۾ سندس اجازت کان سواءِ ڪوبہ داخل نہ ٿي سگهندو هو. جنهن وقت پاڻ محراب منجهہ نماز ۾ مشغول هو ۽ ٻاهر ماڻهو داخل ٿيڻ جي اجازت جو انتظار ڪري، هيا هئا، دروازو بند هو، اوچتو پاڻ هڪ سُفيد پوش نوجوان ڏٺائين؛ (اهو حضرت جبرئيل هو) ان ڪيس فرزند جي خوشخبري ڏني، جيڪا اِنَّ اللّٰهَ يُبَشِّرُكَ ۾ بيان فرمائي ويئي. ٧٩ ڪلمي مان مراد حضرت عيسيٰ بن مريم آهي جو اُن کي الله تعاليٰ ڪُنْ فرمائي بغير پيءُ جي پيدا فرمايو ۽ ان تي سڀني کان پهريائين ايمان آڻڻ وارو ۽ اُن جي تصديق ڪرڻ وارو حضرت يحيٰي آهي، جيڪو حضرت عيسيٰ عليه السلام کان عمر ۾ ڇهہ مهينا وڏو هو. هي ٻئي حضرات پاڻ ۾ ماسات هئا. حضرت يحيٰي جي والده پنهنجي ڀيڻ حضرت مريم سان ملي تہ ڪيس پنهنجي حامله هجڻ کان آگاھ ڪيائين. حضرت مريم فرمايو مان بہ حامله آهيان. حضرت يحيٰي جي والده چيو، اي مريم! مون کي معلوم ٿئي ٿو تہ منهنجي پيٽ جو ٻار تنهنجي پيٽ جي ٻار کي سجدو ڪري ٿو. ٨٠ سيد اُن رئيس کي چوندا آهن جيڪو مخدوم ۽ مطاع هجي. حضرت يحيٰي مؤمنن جو سردار ۽ علم و حلم ۽ دين ۾ انهن جو رئيس هو. ٨١ حضرت ذڪريا عليه السلام تعجب جي طور عرض ڪيو. ٨٢ ۽ عمر هڪ سؤ ويهن سالن جي ٿي چُڪي.

الْكِبَرُ وَامْرَاَتِيْ عَاقِرٌ ؕ قَالَ كَذٰلِكَ اللّٰهُ يَفْعَلُ مَا يَشَآءُ ﴿٤٠﴾ قَالَ

۽ منهنجي زال سنڍ آهي ٨٣ فرمايائين الله ائين ئي ڪندو آهي جيڪي گهري ٨٤. عرض ڪيائين

رَبِّ اجْعَلْ لِّيْٓ اٰيَةً ؕ قَالَ اٰيَتُكَ اَلَّا تُكَلِّمَ النَّاسَ ثَلٰثَةَ اَيَّامٍ

اي منهنجا رب منهنجي واسطي ڪا نشاني مقرر ڪر ٨٥ فرمايائين تنهنجي نشاني هيءَ آهي جو ٽي ڏينهن تون ماڻهن سان نه ڳالهائيندين مگر

اِلَّا رَمْزًا ؕ وَاذْكُرْ رَّبَّكَ كَثِيْرًا وَّسَبِّحْ بِالْعَشِيِّ وَالْاِبْكَارِ ﴿٤١﴾

اشاري سان، ۽ پنهنجي رب کي گهڻو ياد ڪر ٨٦ ۽ ان جي پاڪائي بيان ڪر شام ۽ صبح.

وَاِذْ قَالَتِ الْمَلٰٓئِكَةُ يٰمَرْيَمُ اِنَّ اللّٰهَ اصْطَفٰىكِ وَطَهَّرَكِ

۽ جڏهن ملائڪن چيو اي مريم بيشڪ الله توکي چونڊي ورتو ٨٧ ۽ خوب پاڪ ڪيائين ٨٨

وَاصْطَفٰىكِ عَلٰى نِسَآءِ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٤٢﴾ يٰمَرْيَمُ اقْنُتِيْ لِرَبِّكِ

۽ اڄ سڀني جهان جي عورتن کان توکي پسند ڪيائين ٨٩. اي مريم پنهنجي رب جي حضور ادب سان قيام ڪر ٩٠

وَاسْجُدِيْ وَارْكَعِيْ مَعَ الرّٰكِعِيْنَ ﴿٤٣﴾ ذٰلِكَ مِنْ اَنْۢبَآءِ الْغَيْبِ

۽ ان جي واسطي سجدو ڪر ۽ رڪوع وارن سان گڏ رڪوع ڪر. هي غيب جون خبرون آهن جو اسان مخفي طور توکي

نُوْحِيْهِ اِلَيْكَ ؕ وَمَا كُنْتَ لَدَيْهِمْ اِذْ يُلْقُوْنَ اَقْلَامَهُمْ اَيُّهُمْ

ٻڌائيندا آهيون ٩١ ۽ تون انهن وٽ نه هئين جڏهن اهي پنهنجي قلمن سان ڪڻا وجهي رهيا هئا ته مريم

يَكْفُلُ مَرْيَمَ ۪ وَمَا كُنْتَ لَدَيْهِمْ اِذْ يَخْتَصِمُوْنَ ﴿٤٤﴾ اِذْ قَالَتِ

ڪنهن جي پرورش ۾ رهي ۽ تون انهن وٽ نه هئين جڏهن اهي جهڳڙو ڪري رهيا هئا ٩٢ ۽ ياد ڪريو جڏهن

الْمَلٰٓئِكَةُ يٰمَرْيَمُ اِنَّ اللّٰهَ يُبَشِّرُكِ بِكَلِمَةٍ مِّنْهُ ۖۗ اسْمُهُ الْمَسِيْحُ

چيو ملائڪن ته اي مريم الله توکي خوشخبري ڏئي ٿو پنهنجي طرفان هڪ ڪلمي جي ٩٣ جنهن جو نالو آهي مسيح

عِيْسَى ابْنُ مَرْيَمَ وَجِيْهًا فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ وَمِنَ الْمُقَرَّبِيْنَ ﴿٤٥﴾

عيسىٰ مريم جو پٽ مهانديي وارو هوندو دنيا ۽ آخرت ۾ ٩٤ ۽ قرب وارو ٩٥

وَيُكَلِّمُ النَّاسَ فِي الْمَهْدِ وَكَهْلًا وَّمِنَ الصّٰلِحِيْنَ ﴿٤٦﴾ قَالَتْ

۽ ماڻهن سان ڳالهائيندو پينگهي ۾ ٩٦ ۽ پڪي عمر ۾ ٩٧ ۽ خاص ماڻهن مان هوندو. عرض ڪيائين اي منهنجا رب

رَبِّ اَنّٰى يَكُوْنُ لِيْ وَلَدٌ وَّلَمْ يَمْسَسْنِيْ بَشَرٌ ؕ قَالَ كَذٰلِكِ

مون کي ٻار ڪٿان ٿيندو مون کي نه ڪنهن انسان هٿ ڏنو آهي ٩٨ فرمايائين الله ائين ئي پيدا ڪندو آهي



٨٣ ان جي عمر اٺانوي سال. سوال جو مقصد هي هو ته پٽ ڪهڙي طرح عطا ٿيندو. ڇا! منهنجي جواني موٽائي ويندي ۽ بيبيءَ جو سنڍ هجڻ دور ڪيو ويندو يا اسان ٻئي پنهنجي حال تي ئي رهنداسون.

٨٤ پوڙهاپي ۾ فرزند عطا ڪرڻ ان جي قدرت کان ٻاهر نه آهي.

٨٥ جنهن سان مون کي پنهنجي بيبيءَ جي حمل جو وقت معلوم ٿئي ته جيئن مان اڃان وڌيڪ شڪر ۽ عبادت ۾ مصروف ٿيان.

٨٦ پوءِ ائين ئي ٿيو جو ماڻهن سان گفتگو ڪرڻ کان زبان مبارڪ ٽن ڏينهن تائين بند رهي ۽ تسبيح ۽ ذڪر تي قادر رهيو ۽ هي هڪ عظيم معجزو آهي جو جنهن جا عضوا صحيح ۽ سالم هجڻ ۽ زبان سان تسبيح ۽ تقديس جا ڪلما ادا ٿيندا رهن مگر ماڻهن سان گفتگو نه ٿي سگهي ۽ اها نشاني ان ڪري مقرر ڪئي وئي ته ان وڏي نعمت جي حق ادا ڪرڻ ۾ زبان ذڪر ۽ شڪر کان سواءِ ٻي ڪنهن ڳالهه ۾ مشغول نه ٿئي

٨٧ جو با وجود عورت هجڻ جي بيت المقدس جي خدمت جي لاءِ نذر قبول فرمايو ۽ هي ڳالهه ان کان سواءِ ٻي ڪنهن عورت کي حاصل نه ٿي. اهڙي طرح ان جي لاءِ جنتي رزق موڪلڻ ۽ حضرت ذڪريا کي ان جو ڪفيل بنائڻ اها حضرت مريم جي برگزيدگي آهي.

٨٨ ماڻهن جي پهچ ۽ گناهن کان ۽ ڪن جي قول مطابق زنانه عوارض کان.

٨٩ جو بغير پيءُ جي پٽ ڏنائين ۽ ملائڪن جو ڪلام ٻڌرايائين.

٩٠ جڏهن ملائڪن هي چيو، حضرت مريم ايترو ڊگهو قيام ڪيو جو سندس قدمن مبارڪن تي سوڄ اچي وئي ۽ پير ڦاٽي پيا ۽ رت جاري ٿي ويو.

٩١ هن آيت مان معلوم ٿيو ته الله تعالىٰ پنهنجي حبيب صلى الله عليه وسلم جن کي غيب جا علم عطا فرمايا.

٩٢ با وجود ان جي توهان جو انهن واقعن جو اطلاع ڏيڻ مضبوط دليل آهي ان جو ته توهان کي غيبي علم عطا ڪيا ويا.

٩٣ يعني هڪ فرزند جي.

٩٤ مرتبي ۽ دٻدٻي جو مالڪ.

٩٥ الله جي بارگاه ۾.

٩٦ ڳالهائڻ جي عمر کان اڳ.

٩٧ آسمان کان نازل ٿيڻ کان پوءِ. هن آيت مان ثابت ٿئي ٿو ته حضرت عيسىٰ عليه السلام آسمان کان زمين جي طرف لهندو، جيئن حديثن ۾ وارد ٿيو آهي ۽ دجال کي قتل [illegible] هي آهي ته ٻار، عورت ۽ مرد جي ميلاپ سان ٿيندو آهي، پوءِ مون کي ٻار ڪهڙي طرح عطا ٿيندو، نڪاح سان يا ائين ئي بغير مرد جي.

اللهُ يَخْلُقُ مَا يَشَآءُ ؕ اِذَا قَضٰۤى اَمْرًا فَاِنَّمَا يَقُوْلُ لَهٗ كُنْ فَيَكُوْنُ ﴿٤٧﴾

جيڪي گهري . جڏهن ڪنهن ڪم جو حڪم فرمائي ته ان کي ايئن ئي فرمائيندو آهي ته ٿي وڃ ته اهو فوراً ٿي ويندو آهي.

وَيُعَلِّمُهُ الْكِتٰبَ وَالْحِكْمَةَ وَالتَّوْرٰىةَ وَالْاِنْجِيْلَ ﴿٤٨﴾ ۚ وَرَسُوْلًا اِلٰى

۽ الله کيس سيکاريندو ڪتاب ۽ حڪمت ۽ توريت ۽ انجيل . ۽ رسول ٿيندو

بَنِيْۤ اِسْرَآءِيْلَ ۙ۬ اَنِّيْ قَدْ جِئْتُكُمْ بِاٰيَةٍ مِّنْ رَّبِّكُمْ ۙ اَنِّيْۤ اَخْلُقُ لَكُمْ

بني اسرائيل جي طرف هي فرمائيندي ته مان توهان وٽ هڪ نشاني آندي آهي ٩٩ توهان جي رب جي طرفان جو مان

مِّنَ الطِّيْنِ كَهَيْـَٔةِ الطَّيْرِ فَاَنْفُخُ فِيْهِ فَيَكُوْنُ طَيْرًۢا بِاِذْنِ اللّٰهِ ۚ

توهان جي واسطي مٽيءَ مان پکي جي شڪل ناهيندو آهيان پوءِ ان ۾ ڦوڪ هڻندو آهيان ته اهو فوراً پکي ٿي ويندو

وَاُبْرِئُ الْاَكْمَهَ وَالْاَبْرَصَ وَاُحْیِ الْمَوْتٰى بِاِذْنِ اللّٰهِ ۚ وَ

آهي الله جي حڪم سان ١٠٠ ۽ مان شفا ڏيندو آهيان مادرزاد انڌي کي ۽ ڪوڙهه واري کي ١٠١ ۽ مان مُئل جيارينديو آهيان

اُنَبِّئُكُمْ بِمَا تَاْكُلُوْنَ وَمَا تَدَّخِرُوْنَ ۙ فِیْ بُیُوْتِكُمْ ؕ اِنَّ فِیْ

الله جي حڪم سان ١٠٢ ۽ توهان کي ٻڌائيندو آهيان جيڪي توهان کائيندا آهيو ۽ جو ڪجهه توهان پنهنجي گهرن ۾ گڏ ڪندا آهيو ١٠٣

ذٰلِكَ لَاٰيَةً لَّكُمْ اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿٤٩﴾ ۚ وَمُصَدِّقًا لِّمَا

بيشڪ انهن ڳالهين ۾ توهان جي واسطي وڏي نشاني آهي جيڪڏهن توهان ايمان رکو ٿا . ۽ تصديق ڪندڙ آيو

بَيْنَ يَدَیَّ مِنَ التَّوْرٰىةِ وَلِاُحِلَّ لَكُمْ بَعْضَ الَّذِیْ حُرِّمَ

آهيان پاڻ کان اڳ ۾ آيل ڪتاب توريت جي ۽ هن جي واسطي ته حلال ڪريان توهان لاءِ ڪي اهي شيون جيڪي توهان تي حرام هيون

عَلَیْكُمْ وَجِئْتُكُمْ بِاٰیَةٍ مِّنْ رَّبِّكُمْ ۫ فَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاَطِیْعُوْنِ ﴿٥٠﴾

١٠٤ ۽ مان توهان وٽ توهان جي رب جي طرفان نشاني آندي آهي ته الله کان ڊڄو ۽ منهنجو حڪم مڃيو.

اِنَّ اللّٰهَ رَبِّیْ وَرَبُّكُمْ فَاعْبُدُوْهُ ؕ هٰذَا صِرَاطٌ مُّسْتَقِیْمٌ ﴿٥١﴾ فَلَمَّاۤ

بيشڪ منهنجو ۽ توهان سڀني جو رب الله آهي پوءِ انهيءَ جي عبادت ڪريو ١٠٥ اها آهي سڌي واٽ . پوءِ جڏهن

اَحَسَّ عِیْسٰى مِنْهُمُ الْكُفْرَ قَالَ مَنْ اَنْصَارِیْۤ اِلَى اللّٰهِ ؕ قَالَ

عيسىٰ انهن کان ڪفر ڏٺو ١٠٦ چيائين ڪير منهنجا مددگار ٿين ٿا الله جي طرف ، حوارين ١٠٧

الْحَوَارِیُّوْنَ نَحْنُ اَنْصَارُ اللّٰهِ ۚ اٰمَنَّا بِاللّٰهِ ۚ وَاشْهَدْ بِاَنَّا مُسْلِمُوْنَ ﴿٥٢﴾

چيو اسان خدا جي دين جا مددگار آهيون ، اسان الله تي ايمان آندو ۽ توهان شاهد هجو ته اسان مسلمان آهيون ١٠٨

٩٩ جيڪا منهنجي نبوت جي دعوىٰ جي سچائيءَ جو دليل آهي. ١٠٠ جڏهن حضرت عيسىٰ عليه السلام نبوت جي دعوىٰ ڪئي ۽ معجزا ڏيکاريا ته ماڻهن درخواست ڪئي ته توهان هڪ چمڙو پيدا ڪريو. پاڻ مٽيءَ مان چمڙي جي صورت ناهي، پوءِ اُن ۾ ڦوڪ ڏنائين ته اهو اڏامڻ لڳو. چمڙي جي خصوصيت هيءَ آهي ته اهو اڏامندڙ جانورن ۾ تمام اڪمل عجيب تر آهي ۽ قدرت تي دلالت ڪرڻ ۾ ٻين کان وڌيڪ بليغ آهي ڇو ته اهو بغير پرن جي اڏامي ٿو ۽ ڏند اٿس ۽ کلي ٿو ۽ ان جي ماديءَ جي ڇاتي هوندي آهي ۽ ٻچو ڄڻيندي آهي؛ جيتوڻيڪ اڏامندڙ جانورن ۾ اهي ڳالهيون نه آهن. ١٠١ جنهن جو ڪوڙهه عام ٿي ويو هجي ۽ طبيب ان جي علاج کان عاجز هجن؛ ڇو ته حضرت عيسىٰ عليه السلام جي زماني ۾ طب انتهائي عروج تي هئي ۽ ان جا ماهر علاج ۾ مهارت رکندا هئا. اُن ڪري انهن کي انهيءَ قسم جا معجزا ڏيکاريا ويا ته جيئن معلوم ٿئي ته طب جي طريقي سان جنهن جو علاج ممڪن نه آهي، ان کي تندرست ڪرڻ يقيناً معجزو ۽ نبيءَ جي نبوّت جي سچائيءَ جو دليل آهي. وهب جو قول آهي ته گهڻو ڪري حضرت عيسىٰ عليه السلام وٽ هڪ هڪ ڏينهن ۾ پنجاهه پنجاهه هزار مريضن جو اجتماع ٿي ويندو هو. انهن مان جيڪو هلي سگهندو هو اهو خدمت ۾ حاضر ٿيندو هو ۽ جنهن کي هلڻ جي طاقت نه هوندي هئي، تنهن وٽ پاڻ حضرت تشريف وٺي ويندو هو ۽ کيس دُعا فرمائي تندرست ڪندو هو ۽ پنهنجي رسالت تي ايمان آڻڻ جو شرط ڪندو هو. ١٠٢ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما فرمايو ته حضرت عيسىٰ عليه السلام چئن شخصن کي جيئرو ڪيو. هڪ عاذر، جنهن کي ساڻس اخلاص هو. جڏهن ان جي حالت نازڪ ٿي ته ان جي ڀيڻ کيس اطلاع ڏنو مگر اهو کانئس ٽن ڏينهن جي مسافريءَ جي مفاصلي تي هو. جڏهن پاڻ ٽن ڏينهن کان پوءِ اتي پهتو ته معلوم ٿيو ته ان جي انتقال کي ٽي ڏينهن ٿي چُڪا آهن. پاڻ ان جي ڀيڻ کي فرمايائين ته اسان کي اُن جي قبر تي وٺي هل. اها اتي وٺي ويئي. پاڻ الله تعالىٰ کان دعا گهريائين، عاذر الله جي اذن سان زنده ٿي قبر کان ٻاهر آيو ۽ مدت تائين جيئرو رهيو ۽ ان جو اولاد ٿيو. هڪ پوڙهيءَ جو ڇوڪرو، جنهن جو جنازو حضرت جي اڳيان وڃي رهيو هو. تنهن لاءِ پاڻ دُعا گهريائون، اهو جيئرو ٿي لاش کڻندڙن جي ڪلهن تان لٿو، ڪپڙا پهري گهر آيو، زنده رهيو ۽ کيس اولاد ٿيو. هڪ عاشر جي ڇوڪري شام جو مُئي الله تعالىٰ، حضرت عيسىٰ عليه السلام جي دعا سان ان کي جيئرو فرمايو. هڪ سام بن نوح، جنهن جي وفات کي هزارين سال گذري ويا هئا. ماڻهن خواهش ڪئي ته توهان ان کي جيئرو ڪيو. پاڻ انهن جي نشاندهيءَ سان قبر تي پهتو ۽ الله تعالىٰ کان دعا گهريائين. سام ٻڌ رته، ڪوچوڻ وارو چوي تو أُجِبْ رُوحَ اللهِ هي ٻڌندي ئي اهو مرعوب ۽ خوف وارو ٿي اٿي ڪري ٿيو ۽ ان کي گمان ٿيو ته قيامت قائم ٿي ويئي. ان خوف سان ان جا اڌ مٿا اڇا ٿي ويو، پوءِ ان حضرت عيسىٰ عليه السلام تي ايمان آندو ۽ انهن حضرت عيسىٰ عليه السلام کي درخواست ڪئي ته ٻيهر اُن کي موت جي سڪرات جي تڪليف نه ٿئي، بغير ان جي واپس ڪيو وڃي انهيءَ وقت ان جو انتقال ٿيو. بِاِذْنِ اللّٰهِ فرمائڻ ۾ رد آهي نصارن جو جيڪي حضرت مسيح جي اُلوهيت جا قائل هئا. ١٠٣ جڏهن حضرت عيسىٰ عليه السلام بيمارن کي ٺيڪ ڪيو ۽ مُئلن کي زنده ڪيو ته ڪن ماڻهن چيو هي ته جادو آهي ۽ ڪو معجزو ڏيکاريو. پوءِ پاڻ فرمايائين ته جيڪي توهان کائو ٿا ۽ جيڪي گڏ ڪري رکو ٿا، مان توهان کي اُن جي خبر ڏيان ٿو. انهيءَ مان معلوم ٿيو ته غيب جو علم نبين جو معجزو آهي ۽ حضرت عيسىٰ عليه السلام جي هٿ مبارڪ تي هي معجزو ظاهر ٿيو. پاڻ ماڻهوءَ کي هي ٻڌائي ڇڏيندو هو، جيڪي اهو ڪالهه کائي چڪو هو ۽ جيڪي اڄ کائيندو ۽ جيڪي اڳتي جي لاءِ تيار ڪري رکيو هئائين. حضرت عيسىٰ وٽ گهڻائي ٻار گڏ ٿي ويندا هئا. پاڻ انهن کي ٻڌائيندو هو ته توهان جي گهر فلاڻي شيءِ تيار ٿي آهي توهان جي گهر وارن فلاڻي شيءِ کاڌي آهي، فلاڻي شيءِ توهان جي لاءِ رکي آهي. ٻار پنهنجي گهر وڃي روئندي گهر وارن کان اها شيءِ گهرندا هئا. گهر وارا اها شيءِ ڏيندا هئا ۽ انهن کي چوندا هئا ته توهان کي ڪنهن ٻڌايو. ٻار چوندا هئا حضرت عيسىٰ عليه السلام. انهيءَ تي ماڻهن پنهنجن ٻارن کي حضرت عيسىٰ وٽ وڃڻ کان روڪيو ۽ چيو ته اهو جادوگر آهي، اُن وٽ نه ويهو ۽ هڪ جاءِ ۾ سڀني ٻارن کي گڏ ڪري ڇڏيو. حضرت عيسىٰ عليه السلام ٻارن جي تلاش ڪندي تشريف آندائين ته ماڻهن چيو ، اهي هتي نه آهن. پاڻ فرمايائين ته پوءِ هن جاءِ ۾ ڪير آهن. انهن چيو سوئر آهن. فرمايائين ايئن ئي ٿيندو. پوءِ جيئن دروازو کوليائون ته سڀ سوئر ئي سوئر هئا. مطلب ته غيب جو خبرون ڏيڻ نبين جو معجزو آهي ۽ نبين جي وساطت کان سواءِ ڪو بشر غيب جي امور تي آگاهه نه ٿو ٿي سگهي. ١٠٤ جيڪي شريعت موسىٰ عليه السلام ۾ حرام هيون. جيئن ته اُٺ جو گوشت، مڇي ۽ ڪجهه پکي. ١٠٥ هي پنهنجي عبديت جو اقرار ۽ پنهنجي ربوبيت جي نفي آهي، ان ۾ نصارن جو رد آهي. ١٠٦ يعني جڏهن حضرت عيسىٰ عليه السلام ڏٺو ته يهودي پنهنجي ڪفر تي قائم آهن ۽ سندس قتل جو ارادو رکن ٿا ۽ ايترين چٽين

رَبَّنَآ اٰمَنَّا بِمَآ اَنۡزَلۡتَ وَاتَّبَعۡنَا الرَّسُوۡلَ فَاكۡتُبۡنَا مَعَ الشّٰهِدِيۡنَ ﴿۵۳﴾ وَ

اي اسان جا رب اسان ان تي ايمان آندو جو تو لاتو ۽ رسول جا تابع ٿياسون تون اسان کي حق تي شاهدي ڏيندڙن مان لکي ڇڏ

مَكَرُوۡا وَمَكَرَ اللّٰهُ‌ؕ وَاللّٰهُ خَيۡرُ الۡمٰكِرِيۡنَ ﴿۵۴﴾ اِذۡ قَالَ اللّٰهُ يٰعِيۡسٰۤى اِنِّىۡ

۽ ڪافرن سازش ڪئي ف۱۰۹ ۽ الله انهن جي برباديءَ جي مخفي تدبير فرمائي ۽ الله سڀ کان بهتر مخفي تدبير وارو آهي ف۱۱۰ ياد ڪريو جڏهن الله فرمايو

مُتَوَفِّيۡكَ وَرَافِعُكَ اِلَىَّ وَمُطَهِّرُكَ مِنَ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا

اي عيسىٰ مان توکي پوري عمر تائين پهچائيندس ف۱۱۱ ۽ توکي پنهنجي طرف کڻي وٺندس ف۱۱۲ ۽ توکي ڪافرن کان پاڪ ڪندس ۽ تنهنجي پيروي ڪندڙن

وَجَاعِلُ الَّذِيۡنَ اتَّبَعُوۡكَ فَوۡقَ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡۤا اِلٰى يَوۡمِ الۡقِيٰمَةِ‌ۚ

کي ف۱۱۳ قيامت تائين تنهنجي منڪرن تي ف۱۱۴ غلبو ڏيندس پوءِ توهان سڀني کي منهنجي طرف

ثُمَّ اِلَىَّ مَرۡجِعُكُمۡ فَاَحۡكُمُ بَيۡنَكُمۡ فِيۡمَا كُنۡتُمۡ فِيۡهِ تَخۡتَلِفُوۡنَ ﴿۵۵﴾

موٽي اچڻو آهي پوءِ مان توهان ۾ فيصلو ڪندس ان ڳالهه بابت جنهن ۾ توهان جهڳڙو ڪيو ٿا

فَاَمَّا الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا فَاُعَذِّبُهُمۡ عَذَابًا شَدِيۡدًا فِى الدُّنۡيَا

پوءِ اهي جن ڪفر ڪيو مان انهن کي دنيا ۽ آخرت ۾ سخت عذاب ڏيندس

وَالۡاٰخِرَةِ وَمَا لَهُمۡ مِّنۡ نّٰصِرِيۡنَ ﴿۵۶﴾ وَاَمَّا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا وَعَمِلُوا

۽ انهن جو ڪو به مددگار نه هوندو ۽ اهي جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا تن کي

الصّٰلِحٰتِ فَيُوَفِّيۡهِمۡ اُجُوۡرَهُمۡ‌ؕ وَاللّٰهُ لَا يُحِبُّ الظّٰلِمِيۡنَ ﴿۵۷﴾ ذٰلِكَ

الله انهن کي سندن اجر پورو ڏيندو ۽ ظالم الله کي پسند نه آهن.

نَـتۡلُوۡهُ عَلَيۡكَ مِنَ الۡاٰيٰتِ وَالذِّكۡرِ الۡحَكِيۡمِ ﴿۵۸﴾ اِنَّ مَثَلَ عِيۡسٰى

هي اسان توتي پڙهون ٿا ڪجهه آيتون ۽ حڪمت واري نصيحت . بيشڪ عيسىٰ جو مثال

عِنۡدَ اللّٰهِ كَمَثَلِ اٰدَمَ‌ؕ خَلَقَهٗ مِنۡ تُرَابٍ ثُمَّ قَالَ لَهٗ كُنۡ فَيَكُوۡنُ ﴿۵۹﴾

الله وٽ آدم وانگر آهي ف۱۱۵ جنهن کي مٽيءَ مان ٺاهيائين پوءِ ان کي فرمايائين ٿي پئو پوءِ فورًا ٿي وڃي ٿو.

اَلۡحَـقُّ مِنۡ رَّبِّكَ فَلَا تَكُنۡ مِّنَ الۡمُمۡتَرِيۡنَ ﴿۶۰﴾ فَمَنۡ حَآجَّكَ فِيۡهِ

اي پڙهندڙ! هي تنهنجي رب جي طرف کان حق آهي تون شڪ وارن مان نه ٿي. پوءِ اي محبوب! جيڪو توسان عيسىٰ جي باري ۾

مِنۡۢ بَعۡدِ مَا جَآءَكَ مِنَ الۡعِلۡمِ فَقُلۡ تَعَالَوۡا نَدۡعُ اَبۡنَآءَنَا وَاَبۡنَآءَكُمۡ

دليل بازي ڪري هن کان پوءِ جو توکي علم اچي ويو ته ان کي فرماءِ اچو اسان سڏيون پنهنجا پٽ ۽ توهان جا پٽ



آيتن ۽ معجزن کان اثر پذير نه ٿيا آهن ۽ اُن جو سبب اهو هو ته انهن ڄاتو ٿي ته اهو مسيح آهي، جنهن جي توريت ۾ خوشخبري ڏني وئي آهي ۽ سندن دين کي منسوخ ڪندو ته پوءِ جڏهن حضرت عيسىٰ عليه السلام دعوت جو اظهار فرمايو ته اها ڳالهه کين ڏاڍي ڏکي لڳي ۽ اهي سندس قتل ۽ ايذاء لاءِ تيار ٿيا ۽ انهن ڪفر ڪيو. ف۱۰۷ حواري اهي مخلص آهن، جيڪي حضرت عيسىٰ عليه السلام جي دين جا مددگار هئا ۽ مٿن پهريائين ايمان آندائون. اهي ٻارهن شخص هئا. ف۱۰۸ مسئلو:- هن آيت مان ايمان ۽ اسلام جي هڪ هجڻ تي استدلال ڪيو وڃي ٿو ۽ هي به معلوم ٿئي ٿو ته اڳين نبين جو دين اسلام هو نه يهوديت ۽ نه نصرانيت.

ف۱۰۹ يعني بني اسرائيل جي ڪافرن، حضرت عيسىٰ عليه السلام سان مڪر ڪيو جو ڌوڪي سان سندس قتل جو انتظام ڪيو ۽ پنهنجي هڪ شخص کي اُن ڪم تي مقرر ڪري ڇڏيائون.

ف۱۱۰ الله تعالىٰ انهن جي مَڪر جو هي بدلو ڏنو ته حضرت عيسىٰ عليه السلام کي آسمان تي کڻي ورتائين ۽ حضرت عيسىٰ عليه السلام جي شبيه ان شخص تي وجهي ڇڏيائين، جيڪو سندس قتل جي لاءِ آماده ٿيو هو پوءِ يهودين ان کي انهيءَ تشبيه تي قتل ڪري ڇڏيو. مسئلو:- لفظ مڪر عرب جي لغت ۾ ستر يعني ڍڪ جي معنىٰ ۾ آهي، انهيءَ ڪري خفيه تدبير کي به مڪر چوندا آهن ۽ جيڪڏهن اها تدبير سٺي مقصد لاءِ هجي ته محمود ۽ ڪنهن بڇڙي مقصد لاءِ هجي ته مذموم ٿيندي آهي، مگر سنڌي زبان ۾ فريب (ٺڳيءَ) جي معنىٰ ۾ استعمال ٿيندو آهي، انهيءَ ڪري الله جي شان ۾ هرگز نه چيو ويندو ۽ هاڻي جڏهن ته عربيءَ ۾ به خدع جي معنىٰ ۾ معروف ٿي ويو آهي، انهيءَ ڪري عربيءَ ۾ به الله جي شان ۾ ان جو اطلاق ڪرڻ جائز نه آهي. آيت ۾ جتي وارد هجي، اهو خفيه تدبير جي معنىٰ ۾ آهي.

ف۱۱۱ يعني توکي ڪافر قتل نه ڪري سگهندا. (مدارڪ وغيره).

ف۱۱۲ آسمان تي ڪرامت جي محل ۽ ملائڪن جي رهڻ جي جاءِ ۾ بغير موت جي. حديث شريف ۾ آهي ته سيّد عالم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو حضرت عيسىٰ منهنجي اُمت تي خليفو ٿي نازل ٿيندو ۽ صليب ٽوڙيندو، خنزيرن کي قتل ڪندو، چاليهه سال رهندو، نڪاح فرمائيندو ڪيس اولاد ٿيندي پوءِ ڪيس وصال ٿيندو. اها امت ڪيئن هلاڪ ٿئي جنهن جي منڍ ۾ مان هجان ۽ پڇاڙيءَ ۾ عيسىٰ ۽ وچ ۾ منهنجي اهل بيت مان مهدي. مسلم شريف جي حديث ۾ آهي ته حضرت عيسىٰ عليه السلام دمشق جي مشرقي مناري تي نازل ٿيندو. هي به وارد ٿيو ته رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جي حجري شريف ۾ مدفون ٿيندو.

ف۱۱۳ يعني مسلمانن کي، جيڪي تنهنجي نبوت تي ايمان ۽ تصديق ڪرڻ وارا آهن. ف۱۱۴ جيڪي يهودي آهن. ف۱۱۵ شان نزول:- نجران جي نصارن جو هڪ وفد رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ آيو ۽ اهي ماڻهو حضور جن کي چوڻ لڳا، توهان گمان ڪريو ٿا ته عيسىٰ الله جو ٻانهو آهي. فرمايائون هائو، اُن جو ٻانهو ۽ ان جو رسول ۽ ان جو ڪلمو، جيڪو ڪنواري بتول عذراء جي طرف القاء ڪيو ويو.

نصارىٰ هي ٻُڌي گهڻي غصي ۾ آيا ۽ چوڻ لڳا يا مُحَمَّد (صلى الله عليه وسلم) ڇا تو ڪڏهن بغير پيءُ جي انسان ڏٺو آهي. ان مان اُنهن جو مطلب هي هو ته اهو الله جو پٽ آهي (معاذ الله). ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ هي ٻڌايو ويو ته حضرت عيسىٰ عليه السلام ته فقط بغير پيءُ جي پيدا ٿيو ۽ حضرت آدم عليه السلام ته ماءُ ۽ پيءُ ٻنهي کان سواءِ مٽيءَ مان پيدا ڪيو ويو. پوءِ به اُن کي الله جو خليل ۽ ٻانهو مڃيو ٿا ته پوءِ حضرت عيسىٰ عليه السلام کي الله جي خليل ۽ ٻانهي مڃڻ ۾ ڪهڙو تعجب آهي.

وَنِسَآءَنَا وَنِسَآءَكُمْ وَاَنْفُسَنَا وَاَنْفُسَكُمْ ۚ ثُمَّ نَبْتَهِلْ فَنَجْعَلْ

پنھنجون عورتون ۽ توهان جون عورتون ۽ پنھنجا ساھ ۽ توهان جا ساھ پوءِ مباهلو ڪريون پوءِ الله جي لعنت

لَّعْنَتَ اللّٰهِ عَلَى الْكٰذِبِيْنَ ﴿٦١﴾ اِنَّ هٰذَا لَهُوَ الْقَصَصُ الْحَقُّ ۚ وَ

وجهون ڪوڙن تي ف١١٦ اهو ئي بيشڪ سچو بيان آهي ف١١٧ ۽

مَا مِنْ اِلٰهٍ اِلَّا اللّٰهُ ۭ وَاِنَّ اللّٰهَ لَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ﴿٦٢﴾ فَاِنْ تَوَلَّوْا

الله کان سواءِ ڪو معبود نه آهي ف١١٨ بيشڪ الله ئي غالب آهي حڪمت وارو. پوءِ جيڪڏهن مُنهن

فَاِنَّ اللّٰهَ عَلِيْمٌۢ بِالْمُفْسِدِيْنَ ﴿٦٣﴾ ع قُلْ يٰٓاَهْلَ الْكِتٰبِ تَعَالَوْا اِلٰى

ڦيرن ته الله فسادين کي ڄاڻي ٿو. تون فرماءِ اي ڪتاب وارا هڙئي ڪلمي جي طرف اچو

كَلِمَةٍ سَوَآءٍۢ بَيْنَنَا وَبَيْنَكُمْ اَلَّا نَعْبُدَ اِلَّا اللّٰهَ وَلَا نُشْرِكَ بِهٖ شَيْئًا وَّلَا

جو اسان ۽ توهان ۾ هڪجهڙو آهي ف١١٩ هي ته عبادت نه ڪريون مگر خدا جي ۽ ان جو شريڪ ڪنهن کي نه ڪريون

يَتَّخِذَ بَعْضُنَا بَعْضًا اَرْبَابًا مِّنْ دُوْنِ اللّٰهِ ۭ فَاِنْ تَوَلَّوْا فَقُوْلُوا

ف١٢٠ ۽ اسان مان ڪو به هڪٻئي کي رب نه ٺاهي الله کان سواءِ ف١٢١ پوءِ جيڪڏهن اهي نه مڃين

اشْهَدُوْا بِاَنَّا مُسْلِمُوْنَ ﴿٦٤﴾ يٰٓاَهْلَ الْكِتٰبِ لِمَ تُحَآجُّوْنَ

ته چئي ڇڏيو توهان شاهد رهو اسان مسلمان آهيون. اي ڪتاب وارا ابراهيم جي باري ۾ ڇو ٿا جهڳڙو

فِيْٓ اِبْرٰهِيْمَ وَمَآ اُنْزِلَتِ التَّوْرٰىةُ وَالْاِنْجِيْلُ اِلَّا مِنْۢ بَعْدِهٖ ۭ اَفَلَا

ڪريو ۽ توريت ۽ انجيل نه لاٿا ويا مگر ان کان پوءِ،

تَعْقِلُوْنَ ﴿٦٥﴾ هٰٓاَنْتُمْ هٰٓؤُلَآءِ حَاجَجْتُمْ فِيْمَا لَكُمْ بِهٖ عِلْمٌ فَلِمَ

ته ڇا توهان کي عقل نه آهي. ف١٢٢ ٻُڌو ٿا هي جو توهان آهيو ف١٢٣ ان جهڳڙو ڪيو جنهن جو توهان کي علم هو ف١٢٤

تُحَآجُّوْنَ فِيْمَا لَيْسَ لَكُمْ بِهٖ عِلْمٌ ۭ وَاللّٰهُ يَعْلَمُ وَاَنْتُمْ لَا تَعْلَمُوْنَ ﴿٦٦﴾

پوءِ ان ۾ ف١٢٥ ڇو ٿا جهڳڙو ڪيو جنهن جو توهان کي علم ئي نه آهي ۽ الله ڄاڻي ٿو ۽ توهان نه ٿا ڄاڻو. ف١٢٦

مَا كَانَ اِبْرٰهِيْمُ يَهُوْدِيًّا وَّلَا نَصْرَانِيًّا وَّلٰكِنْ كَانَ حَنِيْفًا

ابراهيم نه يهودي هو ۽ نه عيسائي بلڪ هر باطل کان جدا

مُّسْلِمًا ۭ وَمَا كَانَ مِنَ الْمُشْرِكِيْنَ ﴿٦٧﴾ اِنَّ اَوْلَى النَّاسِ بِاِبْرٰهِيْمَ

مسلمان هو، ۽ مشرڪن مان نه هو. ف١٢٧ بيشڪ سڀني ماڻهن کان ابراهيم جا ويجهڪ



ف١١٦ جڏهن رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن نجران جي نصارن کي هي آيت پڙهي ٻڌائي ۽ مباهلي جي دعوت ڏني ته چوڻ لڳا اسين غور ۽ مشورو ڪريون، سڀاڻي توهان کي جواب ڏينداسون. جڏهن اهي گڏ ٿيا ته انهن پنهنجي سڀني کان وڏي عالم ۽ راءِ جي مالڪ شخص عاقب کي چيو ته اي عبد المسيح! تنهنجي ڪهڙي راءِ آهي؟ ان چيو ته اي نصارن جي جماعت! توهان ڄاڻي چڪا آهيو ته محمد (صلي الله عليه وسلم) نبي مرسل ته ضرور آهي، جيڪڏهن توهان ان سان مباهلو ڪيو ته سڀ هلاڪ ٿي ويندؤ. هاڻ جيڪڏهن نصرانيت تي قائم رهڻ چاهيو ٿا ته ان کي ڇڏي گهر موٽي هلو. هن مشوري ٿيڻ کان پوءِ اهي رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ته انهن ڏٺو ته حضور جن جي گود ۾ ته امام حسين آهي ۽ هٿ مبارڪ ۾ حسن جو هٿ ۽ فاطمه ۽ علي حضور جن جي پٺيان آهن (رضي الله تعالیٰ عنهم) ۽ حضور جن انهن سڀني کي فرمائي رهيا آهن ته جڏهن مان دُعا گهران ته توهان سڀ آمين چئجو. نجران جي سڀني کان وڏي نصراني عالم (پادري) جڏهن انهن صاحبن کي ڏٺو ته چوڻ لڳو اي نصرانيو! مان اهڙا چهرا ڏسي رهيو آهيان جيڪي الله کان پهاڙ کي هٽائڻ جي دعا گهرن ته الله تعالیٰ پهاڙ کي به پنهنجي جاءِ تان هٽائي ڇڏي، انهن سان مباهلو نه ڪريو، نه ته هلاڪ ٿي ويندؤ ۽ قيامت تائين ساري زمين تي ڪو به نصراني باقي نه رهندو، هي ٻڌي نصارن حضور جن جي خدمت اقدس ۾ عرض ڪيو ته مباهلي تي اسان جي مرضي نه آهي. آخرڪار انهن جزيو ڏيڻ منظور ڪيو پر مباهلي ڪرڻ لاءِ تيار نه ٿيا. سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته ان جو قسم جنهن جي قدرت ۾ منهنجي جان آهي، نجران وارن تي عذاب ويجهو اچي چڪو هو، جيڪڏهن اهي مباهلو ڪن ها ته باندرن ۽ سوئرن جي صورت ۾ تبديل ڪيا وڃن ها ۽ جهنگ باھ سان ڀڙڪي اٿي ها ۽ نجران ۽ اتان جي رهڻ وارا پکي به ختم ٿي وڃن ها ۽ هڪ سال جي عرصي ۾ سمورا نصاري هلاڪ ٿي وڃن ها.

ف١١٧ جو حضرت عيسیٰ الله جو ٻانهو ۽ ان جو رسول آهي ۽ ان جو اهو حال آهي جيڪو مٿي ذڪر ٿي چڪو.

ف١١٨ هن ۾ نصارن جو رد آهي ۽ سڀني مشرڪن جو به.

ف١١٩ ۽ قرآن ۽ توريت ۽ انجيل، ان ۾ مختلف نه آهن.

ف١٢٠ نه حضرت عيسیٰ کي نه حضرت عزير کي نه ٻي ڪنهن کي.

ف١٢١ جيئن يهودين ۽ نصارن، احبار ۽ رهبان کي بنايو جو انهن کي سجدو ڪندا ۽ انهن جي عبادت ڪندا هئا (جمل) ف١٢٢ شان نزول:- نجران جي نصرانين ۽ يهودين جي احبار ۾ مباحثو ٿيو، يهودين جي دعویٰ هئي حضرت ابراهيم عليه السلام يهودي هو ۽ نصرانين جي دعویٰ هئي ته نصراني هو هي جهيڙو گهڻو وڌي ويو، ٻنهي ڌرين جهان جي سردار صلي الله عليه وسلم جن کي حاڪم مڃيو ۽ فيصلو چاهيو، ان تي هي آيت ڪريمه نازل ٿي، ۽ توريت ۽ انجيل جي عالمن تي سندن ڪمال جهل ظاهر ڪيو ويو ته انهن مان هرهڪ جي دعویٰ انهن جي ڪمال جهل جو دليل آهي. يهوديت ۽ نصرانيت توريت ۽ انجيل جي نازل ٿيڻ کان پوءِ پيدا ٿيون ۽ حضرت موسیٰ عليه السلام جو زمانو، جنهن تي توريت نازل ٿيو، حضرت ابراهيم عليه السلام کان سوين سالن کان پوءِ آهي ۽ حضرت عيسیٰ، جنهن تي انجيل نازل ٿيو، ان جو زمانو حضرت موسیٰ عليه السلام کان پوءِ ٻن هزارن سالن جي قريب جو آهي ۽ توريت توڙي انجيل ۾ ڪنهن کي به يهودي يا نصراني نه فرمايو ويو، ان جي باوجود ابراهيم جي نسبت هيءَ دعویٰ جهل ۽ بيوقوفيءَ جي انتها آهي. ف١٢٣ اي ڪتاب وارؤ! توهان. ف١٢٤ ۽ توهان جي ڪتابن ۾ ان جي خبر ڏني ويئي هئي، يعني نبي آخر الزمان صلي الله عليه وسلم جن جي ظهور ۽ سندن نعت ۽ صفت جي. جڏهن هي سڀ ڪجھ ڄاڻي به توهان حضور جن تي ايمان نه آندو ۽ توهان ان ۾ جهيڙو ڪيو. ف١٢٥ يعني حضرت ابراهيم عليه السلام کي يهودي ۽ نصراني چون ٿا. ف١٢٦ حقيقت حال هي آهي ته. ف١٢٧ پوءِ نه ڪنهن يهوديءَ ۽ نصرانيءَ جو پنهنجو پاڻ کي دين ۾ حضرت ابراهيم عليه السلام جي طرف منسوب ڪرڻ صحيح ٿي سگهي ٿو، نه ڪنهن مُشرڪ جو. ڪن مفسرن فرمايو ته ان ۾ يهودين ۽ نصرانين تي تعريض آهي ته اهي مُشرڪ آهن.

لَلَّذِيْنَ اتَّبَعُوْهُ وَهٰذَا النَّبِيُّ وَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا ؕ وَاللّٰهُ وَلِيُّ

حقدار اهي هئا جيڪي ان جا پيروڪار رهيا ف١٢٨ ۽ هي نبي ف١٢٩ ۽ ايمان وارا ف١٣٠ ايمان وارن جو والي

الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿۶۸﴾ وَدَّتْ طَّآئِفَةٌ مِّنْ اَهْلِ الْكِتٰبِ لَوْ يُضِلُّوْنَكُمْ ؕ

الله آهي. ڪتابين جو هڪڙو ٽولو دل سان گهري ٿو ته ڪنهن طرح توهان کي گمراهه ڪن

وَمَا يُضِلُّوْنَ اِلَّآ اَنْفُسَهُمْ وَمَا يَشْعُرُوْنَ ﴿۶۹﴾ يٰٓاَهْلَ الْكِتٰبِ

۽ اهي پنهنجو پاڻ کي ئي گمراهه ڪن ٿا ۽ انهن کي شعور نه آهي. ف١٣١ اي ڪتابيو الله

لِمَ تَكْفُرُوْنَ بِاٰيٰتِ اللّٰهِ وَاَنْتُمْ تَشْهَدُوْنَ ﴿۷۰﴾ يٰٓاَهْلَ الْكِتٰبِ

جي آيتن جو ڇو انڪار ڪندا آهيو حالانڪ توهان پاڻ شاهد آهيو. ف١٣٢ اي ڪتابيو

لِمَ تَلْبِسُوْنَ الْحَقَّ بِالْبَاطِلِ وَ تَكْتُمُوْنَ الْحَقَّ وَ اَنْتُمْ

حق ۾ باطل کي ڇو ٿا ملايو ف١٣٣ ۽ حق ڇو ٿا لڪايو حالانڪ توهان کي خبر آهي.

تَعْلَمُوْنَ ﴿۷۱﴾ ع وَقَالَتْ طَّآئِفَةٌ مِّنْ اَهْلِ الْكِتٰبِ اٰمِنُوْا بِالَّذِيْٓ

ع ٧/٨ ١٥

ڪتابين جي هڪڙي ٽولي چيو ف١٣٤ اهو جو ايمان وارن تي لٿو ف١٣٥

اُنْزِلَ عَلَى الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَجْهَ النَّهَارِ وَاكْفُرُوْٓا اٰخِرَهٗ

صبح جو ان تي ايمان آڻيو ۽ شام جو منڪر ٿي وڃو

لَعَلَّهُمْ يَرْجِعُوْنَ ﴿۷۲﴾ ۚ وَلَا تُؤْمِنُوْٓا اِلَّا لِمَنْ تَبِعَ دِيْنَكُمْ ؕ قُلْ

شايد اهي ڦري وڃن ف١٣٦ ۽ يقين نه ڪريو مگر ان جو جيڪو توهان جي دين جو تابعدار هجي، تون فرماءِ

اِنَّ الْهُدٰى هُدَى اللّٰهِ ۙ اَنْ يُّؤْتٰٓى اَحَدٌ مِّثْلَ مَآ اُوْتِيْتُمْ

الله جي هدايت ئي هدايت آهي ف١٣٧ (يقين جائز ناهي) هن جو ته ڪنهن کي ملي ف١٣٨ جهڙو توهان کي مليو

اَوْ يُحَآجُّوْكُمْ عِنْدَ رَبِّكُمْ ؕ قُلْ اِنَّ الْفَضْلَ بِيَدِ اللّٰهِ ۚ يُؤْتِيْهِ

يا ڪو توهان تي دليل آڻي سگهي توهان جي رب وٽ ف١٣٩ تون فرماءِ ته فضل الله جي ئي هٿ ۾ آهي جنهن کي

مَنْ يَّشَآءُ ؕ وَاللّٰهُ وَاسِعٌ عَلِيْمٌ ﴿۷۳﴾ ۙ يَّخْتَصُّ بِرَحْمَتِهٖ مَنْ يَّشَآءُ ؕ

وڻيس ڏئي، الله وسعت وارو ۽ علم وارو آهي. پنهنجي رحمت سان خاص ڪندو آهي ف١٤٠ جنهن کي گهري ف١٤١

وَاللّٰهُ ذُو الْفَضْلِ الْعَظِيْمِ ﴿۷۴﴾ وَمِنْ اَهْلِ الْكِتٰبِ مَنْ اِنْ

۽ الله وڏي فضل وارو آهي. ۽ ڪتابين ۾ ڪو اهو آهي جو جيڪڏهن تون ان وٽ



ف١٢٨ ۽ ان جي نبوت جي زماني ۾ ان تي ايمان آندائون ۽ ان جي شريعت تي عامل رهيا.

ف١٢٩ سيد عالم صلى الله عليه وسلم.

ف١٣٠ ۽ سندن اُمتي.

ف١٣١ شان نزول:- هيءَ آيت معاذ بن جبل، حذيفه بن يمان ۽ عمار بن ياسر جي حق ۾ نازل ٿي، جن کي يهودي پنهنجي دين ۾ داخل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئا ۽ يهوديت جي دعوت ڏيندا هئا. هن ۾ ٻڌايو ويو ته انهن جي خراب سڌ آهي، اهي انهن کي گمراهه نه ڪري سگهندا.

ف١٣٢ ۽ توهان جي ڪتابن ۾ سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي نعت ۽ صفت موجود آهي ۽ توهان ڄاڻو ٿا ته اهو نبي برحق آهي ۽ سندس دين سچو دين آهي.

ف١٣٣ پنهنجن ڪتابن ۾ تحريف ۽ تبديلي ڪري.

ف١٣٤ ۽ انهن پاڻ ۾ مشورو ڪري هي مڪر سوچيو.

ف١٣٥ يعني قرآن شريف.

ف١٣٦ شان نزول:- يهودي اسلام جي مخالفت ۾ رات ڏينهن نوان نوان مَڪر ڪندا هئا. خيبر جي يهودي عالمن مان ٻارهن شخصن پاڻ ۾ مشوري بعد هڪ هي مَڪر سوچيو ته انهن جي هڪ جماعت صبح اسلام قبول ڪري ۽ شام جو مرتد ٿي وڃي ۽ ماڻهن کي چوي ته اسان پنهنجن ڪتابن ۾ جو ڏٺو ته پڪو ثابت ٿيو ته محمّد مصطفیٰ صلى الله عليه وسلم جن اهي موعود نبي نه آهن، جن جي اسان جي ڪتابن ۾ خبر آهي، ته جيئن ان حرڪت سان مسلمانن کي دين ۾ شبهو پيدا ٿئي، پر الله تعالیٰ هيءَ آيت نازل فرمائي انهن جو اهو مَڪر ظاهر ڪري ڇڏيو ۽ انهن جو اهو فريب نه هلي سگهيو ۽ مسلمان اڳ ۾ سنياري ورتو.

ف١٣٧ ۽ جيڪو ان کان سواءِ آهي، اهو باطل ۽ گمراهي آهي.

ف١٣٨ دين وهدايت ۽ ڪتاب وحڪمت ۽ فضيلت جو شرف.

ف١٣٩ قيامت جي ڏينهن.

ف١٤٠ يعني نبوت ۽ رسالت سان.

ف١٤١ مسئلو:- هن مان ثابت ٿئي ٿو ته جنهن کي نبوت ملي ٿي سا الله تعالیٰ جي فضل سان ملي ٿي، ان ۾ حقدار رهڻ جو دخل نه آهي. (خازن).

تَأْمَنْهُ بِقِنْطَارٍ يُّؤَدِّهٖۤ اِلَيْكَۚ وَ مِنْهُمْ مَّنْ اِنْ تَأْمَنْهُ بِدِيْنَارٍ

هڪ ڍير (سون) امانت رکندين ته اهو توکي ادا ڪري ڏيندو ۽ <sup></sup>ڪ ١٤٢ ۽ انهن مان ڪو اهو آهي جو جيڪڏهن هڪ اشرفي ان

لَّا يُؤَدِّهٖۤ اِلَيْكَ اِلَّا مَا دُمْتَ عَلَيْهِ قَآئِمًاؕ ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ قَالُوْا

وٽ امانت رکيئي ته اهو توکي موٽائي نه ڏيندو مگر ايستائين جو تون ان جي مٿي تي بيٺو رهين ١٤٣ اهو هن لاءِ ته چوندا آهن

لَیْسَ عَلَیْنَا فِی الْاُمِّیّٖنَ سَبِیْلٌۚ وَ یَقُوْلُوْنَ عَلَی اللّٰهِ الْكَذِبَ

ان پڙهيلن ١٤٤ جي معاملي ۾ اسان تي ڪا پڪڙ نه آهي ۽ الله تي ڄاڻي واڻي ڪوڙ ٻڌندا آهن ١٤٥

وَ هُمْ یَعْلَمُوْنَ ﴿۷۵﴾ بَلٰی مَنْ اَوْفٰی بِعَهْدِهٖ وَ اتَّقٰی فَاِنَّ اللّٰهَ

ها ڇو نه جنهن پنهنجو عهد پورو ڪيو ۽ پرهيزگاري ڪئي ۽ بيشڪ پرهيزگار

یُحِبُّ الْمُتَّقِیْنَ ﴿۷۶﴾ اِنَّ الَّذِیْنَ یَشْتَرُوْنَ بِعَهْدِ اللّٰهِ وَ اَیْمَانِهِمْ

الله کي وڻندا آهن. اهي جيڪي الله جي عهد ۽ پنهنجي قسمن جي بدلي ذليل بها وٺندا آهن ١٤٦

ثَمَنًا قَلِیْلًا اُولٰٓىٕكَ لَا خَلَاقَ لَهُمْ فِی الْاٰخِرَةِ وَ لَا یُكَلِّمُهُمُ

آخرت ۾ انهن جو ڪو حصو نه آهي ۽ الله نه انهن سان

اللّٰهُ وَ لَا یَنْظُرُ اِلَیْهِمْ یَوْمَ الْقِیٰمَةِ وَ لَا یُزَكِّیْهِمْ۪ وَ لَهُمْ عَذَابٌ

ڳالهائي نه انهن جي طرف نظر فرمائي قيامت جي ڏينهن ۽ نه انهن کي پاڪ ڪري ۽ انهن جي واسطي

اَلِیْمٌ ﴿۷۷﴾ وَ اِنَّ مِنْهُمْ لَفَرِیْقًا یَّلْوٗنَ اَلْسِنَتَهُمْ بِالْكِتٰبِ

دردناڪ عذاب آهي. ١٤٧ ۽ انهن مان ڪجهه اهي آهن جو زبان ڦيرائي ڪتاب ۾ ملاوٽ ڪندا آهن جيئن تون ها

لِتَحْسَبُوْهُ مِنَ الْكِتٰبِ وَ مَا هُوَ مِنَ الْكِتٰبِۚ وَ یَقُوْلُوْنَ هُوَ

سمجهو اهو به ڪتاب ۾ آهي حالانڪ اهو ڪتاب ۾ نه آهي ۽ اهي چوندا آهن ته هي

مِنْ عِنْدِ اللّٰهِ وَ مَا هُوَ مِنْ عِنْدِ اللّٰهِۚ وَ یَقُوْلُوْنَ عَلَی اللّٰهِ

الله جي طرفان آهي حالانڪ اهو الله جي طرفان نه آهي ۽ الله تي ڏسي وائسي ڪوڙ ڳالهائين ٿا. ١٤٨

الْكَذِبَ وَ هُمْ یَعْلَمُوْنَ ﴿۷۸﴾ مَا كَانَ لِبَشَرٍ اَنْ یُّؤْتِیَهُ اللّٰهُ الْكِتٰبَ

ڪنهن به ماڻهو جو هي حق نه آهي جو الله ان کي ڪتاب

وَ الْحُكْمَ وَ النُّبُوَّةَ ثُمَّ یَقُوْلَ لِلنَّاسِ كُوْنُوْا عِبَادًا لِّیْ مِنْ

۽ حڪم ۽ پيغمبري ڏي ١٤٩ پوءِ اهو ماڻهن کي چوي ته الله کي ڇڏي منهنجا ٻانها ٿي وڃو

١٤٢ شان نزول:- هي آيت ڪتاب وارن جي حق ۾ نازل ٿي ۽ ان ۾ ظاهر فرمايو ويو ته انهن ۾ ٻن قسمن جا ماڻهو آهن: امين ۽ خائن. ڪي ته اهڙا آهن جو انهن وٽ گهڻو مال امانت رکيو وڃي ته سواءِ گهٽتائي جي وقت تي ادا ڪري ڇڏين، جيئن حضرت عبدالله بن سلام، جنهن وٽ هڪ قريشي ٻارهن سؤ اوقيه سون امانت رکيو هو، پاڻ ان کي اهڙو ئي ادا ڪيائين ۽ ڪي ڪتاب وارن ۾ اهڙا بد ديانت آهن جو ٿوري مال تي به انهن جي نيت بگڙجي وڃي ٿي، جيئن فنحاص بن عازوراءِ، جنهن وٽ ڪنهن شخص هڪ اشرفي امانت رکي هئي سو گهرڻ وقت اُن کان ڦري ويو.

١٤٣ ۽ جڏهن ئي ڏيڻ وارو ان وٽان هٽي، اهو امانت جو مال هضم ڪري وڃي ٿو.

١٤٤ يعني غير ڪتابين جو.

١٤٥ ته اُن پنهنجن ڪتابن ۾ ٻين دين وارن جي مال هضم ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي. جيتوڻيڪ اهي گهڻو ڪجهه ڄاڻن ٿا ته انهن جي ڪتابن اهڙو ڪو حڪم نه ڪيو آهي.

١٤٦ شان نزول:- هيءَ آيت يهودين جي احبار ۽ انهن جي رئيسن ابو رافع، ڪنانه بن ابي الحقيق، ڪعب بن اشرف ۽ حيي بن اخطب جي حق ۾ نازل ٿي، جن الله تعالىٰ جو اهو واعدو لڪايو هو، جيڪو سيد عالم صلى الله عليه وسلم تي ايمان آڻڻ جي متعلق انهن کان توريت ۾ ورتو ويو. انهن ان کي تبديل ڪري ڇڏيو ۽ اُن جي بجاءِ انهن پنهنجن هٿن سان پنهنجي طرفان ڪجهه جو ڪجهه لکي ڇڏيو ۽ ڪوڙو قسم کنيو ته اهو الله جي طرف کان آهي. هيءُ سڀ ڪجهه انهن پنهنجي جماعت جي جاهل ماڻهن کان رشوتون ۽ ملڪيتون حاصل ڪرڻ خاطر ڪيو.

١٤٧ مسلم شريف جي حديث ۾ آهي ته سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو ٽي ماڻهو اهڙا آهن، جن سان قيامت جي ڏينهن الله تعالىٰ نه ڪلام فرمائي ۽ نه انهن جي طرف رحمت جي نظر ڪري، نه انهن کي گناهن کان پاڪ ڪري ۽ انهن لاءِ دردناڪ عذاب آهي. ان کان پوءِ سيد عالم صلى الله عليه وسلم هن آيت کي ٽي ڀيرا پڙهيو. حضرت ابوذر راوي چيو اهي ماڻهو ته خساري ۾ رهيا، يارسول الله! اهي ڪهڙا ماڻهو آهن؟ حضور جن فرمايو گوڏن کي پيڏين کان هيٺ لٽڪائڻ وارو ۽ احسان ياد ڏيارڻ وارو ۽ پنهنجي تجارتي مال کي ڪوڙي قسم سان رواج ڏيڻ وارو. حضرت ابوامامه جي حديث ۾ آهي. سرڪار عالم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو جيڪو ڪنهن مسلمان جي حق مارڻ لاءِ قسم کڻي، الله تعالىٰ ان تي جنت حرام ڪري ٿو ۽ دوزخ لازم ڪري ٿو. صحابه عرض گذاريو يارسول الله (صلى الله تعالىٰ عليه وسلم)! توڙي ٿوري ئي شيءِ هجي، حضور اڪرم جن فرمايو توڙي پيلوءَ جي شاخ ئي ڇو نه هجي.

١٤٨ شان نزول:- حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته هيءَ آيت يهودين ۽ نصرانين جي حق ۾ نازل ٿي جو انهن توريت ۽ انجيل ۾ تحريف ڪئي ۽ الله جي ڪتاب ۾ پنهنجي طرفان جيڪو چاهيو ملايو.

١٤٩ ۽ ڪمال علم ۽ عمل عطا فرمائي ۽ گناهن کان پاڪ ڪري.

دُوْنِ اللّٰهِ وَلٰكِنْ كُوْنُوْا رَبّٰنِيّٖنَ بِمَا كُنْتُمْ تُعَلِّمُوْنَ الْكِتٰبَ

ف۱۵۰ ھاؤ ھي چوندو تہ اللّٰہ وارا ٿي وڃو ف۱۵۱ ھن سبب کان جو توھان ڪتاب سيکاريو ٿا

وَبِمَا كُنْتُمْ تَدْرُسُوْنَ ﴿۷۹﴾ وَلَا يَاْمُرَكُمْ اَنْ تَتَّخِذُوا الْمَلٰٓئِكَةَ

۽ ھن جي ڪري جو توھان درس ڏيو ٿا ف۱۵۲ نہ توھان کي ھي حڪم ڏيندو ف۱۵۳ تہ ملائڪن ۽ پيغمبرن کي

وَالنَّبِيّٖنَ اَرْبَابًا ؕ اَيَاْمُرُكُمْ بِالْكُفْرِ بَعْدَ اِذْ اَنْتُمْ مُّسْلِمُوْنَ ﴿۸۰﴾ وَ

خدا ڪري وٺو ڇا توھان کي ڪفر جو حڪم ڏيندو ھن کان پوءِ جو توھان مسلمان ٿي وڃو ف۱۵۴

اِذْ اَخَذَ اللّٰهُ مِيْثَاقَ النَّبِيّٖنَ لَمَآ اٰتَيْتُكُمْ مِّنْ كِتٰبٍ وَّحِكْمَةٍ

۽ ياد ڪريو جڏھن اللّٰہ پيغمبرن کان انھن جو عھد ورتو ف۱۵۵ جو مان توھان کي ڪتاب ۽ حڪمت ڏيان

ثُمَّ جَآءَكُمْ رَسُوْلٌ مُّصَدِّقٌ لِّمَا مَعَكُمْ لَتُؤْمِنُنَّ بِهٖ وَلَتَنْصُرُنَّهٗ ؕ

پوءِ توھان وٽ تشريف آڻي اھو رسول ف۱۵۶ جو توھان جي ڪتابن جي تصديق فرمائي ف۱۵۷ تہ توھان ضرور مٿس ايمان آڻجو ۽ ضرور

قَالَ ءَاَقْرَرْتُمْ وَاَخَذْتُمْ عَلٰى ذٰلِكُمْ اِصْرِيْ ؕ قَالُوْٓا اَقْرَرْنَا ؕ

ضرور سندس مدد ڪجو فرمايائين ڪيئن، ڇا توھان اقرار ڪيو ۽ ان تي منھنجو ورني ذمو ڪنيو، سمورن عرض ڪيو اسان اقرار

قَالَ فَاشْهَدُوْا وَاَنَا مَعَكُمْ مِّنَ الشّٰهِدِيْنَ ﴿۸۱﴾ فَمَنْ تَوَلّٰى

ڪيو، فرمايائين تہ پوءِ توھان ھڪ ٻئي تي شاھد ھجو ۽ مان پاڻ توھان سان شاھدن ۾ آھيان تہ جيڪو ف۱۵۸ ان کان پوءِ ڦري ف۱۵۹

بَعْدَ ذٰلِكَ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْفٰسِقُوْنَ ﴿۸۲﴾ اَفَغَيْرَ دِيْنِ اللّٰهِ يَبْغُوْنَ

تہ اھي ئي فاسق ماڻھو آھن. ف۱۶۰ پوءِ ڇا اللّٰہ جي دين کان سواءِ ٻيو دين گھرن ٿا ف۱۶۱

وَلَهٗٓ اَسْلَمَ مَنْ فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ طَوْعًا وَّكَرْهًا وَّاِلَيْهِ

۽ ان جي ئي درگاھ ۾ ڪنڌ جھڪايو آھي جيڪي آسمانن ۽ زمين ۾ آھن ف۱۶۲ خوشيءَ سان ف۱۶۳ ۽ مجبوري کان

يُرْجَعُوْنَ ﴿۸۳﴾ قُلْ اٰمَنَّا بِاللّٰهِ وَمَآ اُنْزِلَ عَلَيْنَا وَمَآ اُنْزِلَ

ف۱۶۴ ۽ انھيءَ جي ئي طرف ورندا. ھن طرح چئو تہ اسان ايمان آندو اللّٰہ تي ۽ جيڪي اسان جي طرف لٿو ۽ جيڪي نازل ٿيو

عَلٰٓى اِبْرٰهِيْمَ وَاِسْمٰعِيْلَ وَاِسْحٰقَ وَيَعْقُوْبَ وَالْاَسْبَاطِ

ابراھيم ۽ اسماعيل ۽ اسحاق ۽ يعقوب ۽ سندن پٽن

وَمَآ اُوْتِيَ مُوْسٰى وَعِيْسٰى وَالنَّبِيُّوْنَ مِنْ رَّبِّهِمْ ۪ لَا نُفَرِّقُ

تي ۽ جيڪي مليو موسيٰ ۽ عيسيٰ ۽ نبين کي سندن رب جي طرف کان، اسان فرق نٿا ڪريون



ف۱۵۰ ھي نبين کان ناممڪن آھي ۽ انھن جي طرف اھڙي نسبت بھتان آھي.

شان نزول:. نجران جي نصرانين چيو تہ اسان کي حضرت عيسيٰ عليہ السلام حڪم ڏنو آھي تہ اسان ان کي رب مڃيون. ھن آيت ۾ اللّٰہ تعالىٰ انھن جي ھن قول جي تڪذيب ڪئي ۽ ٻڌايو تہ نبين جي شان وٽان اھڙو چوڻ ممڪن نہ آھي. ھن آيت جي شان نزول ۾ ٻيو قول ھي آھي تہ ابورافع يھودي ۽ سيد نصراني، سيد عالم صلى اللّٰہ عليہ وسلم جن کي چيو اي محمد (صلى اللّٰہ عليہ وسلم) توھان چاھيو ٿا تہ اسان توھان جي عبادت ڪريون ۽ توھان کي رب ڪري مڃيون؟ حضور جن فرمايو اللّٰہ جي پناھ، جو مان غير اللّٰہ جي عبادت جو حڪم ڪريان، نہ مون کي اللّٰہ ان جو حڪم ڏنو، نہ مون کي ان لاءِ موڪليائين.

ع ۹ / ۸ / ۱۶

ف۱۵۱ رباني جي معنيٰ عالم فقيہ ۽ عالم باعمل ۽ نھايت ديندار آھي.

ف۱۵۲ ھن مان ثابت ٿيو تہ علم ۽ تعليم جو ڦل ھي ھئڻ گھرجي تہ ماڻھو اللّٰہ وارا ٿي وڃي. جنھن کي علم مان ھي فائدو نہ ٿيو، ان جو علم ضايع ۽ بيڪار آھي.

ف۱۵۳ اللّٰہ تعالىٰ يا ان جو ڪو نبي.

ف۱۵۴ ايئن ڪنھن بہ طرح نہ ٿو ٿي سگھي.

ف۱۵۵ حضرت علي المرتضىٰ فرمايو تہ اللّٰہ تعالىٰ، حضرت آدم ۽ ان کان پوءِ جنھن کي بہ نبوت عطا فرمائي، ان کان صاحب لولاڪ سيد الانبياء حضرت محمد مصطفىٰ صلى اللّٰہ تعالىٰ عليہ وآلہٖ وسلم جن جي نسبت واعدو ورتو ۽ انھن نبين پنھنجن قومن کان واعدو ورتو تہ جيڪڏھن انھن جي زندگيءَ ۾ سيد عالم صلى اللّٰہ عليہ وسلم جن مبعوث ٿين تہ مٿن ايمان آڻين ۽ سندن مدد ڪن. ان مان ثابت ٿيو تہ حضور جن سڀني نبين ۾ افضل آھن.

ف۱۵۶ يعني جھان جو سردار محمد مصطفىٰ صلى اللّٰہ تعالىٰ عليہ وسلم.

ف۱۵۷ ھن طرح تہ سندن صفات ۽ احوال اُن جي مطابق ھجن جيڪي نبين جي ڪتابن ۾ بيان فرمايا ويا آھن. ف۱۵۸ واعدو. ف۱۵۹ ۽ ايندڙ نبي حضرت محمد مصطفىٰ صلى اللّٰہ عليہ وسلم جن تي ايمان آڻڻ کان منھن ڦيري. ف۱۶۰ ايمان کان خارج.

ف۱۶۱ واعدي وٺڻ کان پوءِ ۽ دليلن واضح ٿيڻ جي باوجود. ف۱۶۲ ملائڪ، انسان ۽ جن. ف۱۶۳ دليلن ۾ نظر ڪري ۽ انصاف اختيار ڪري ۽ ھي اطاعت انھن کي فائدو ڏئي ۽ نفعو پھچائي ٿي.

ف۱۶۴ ڪنھن خوف کان يا عذاب جي ڏسي وٺڻ کان. جيئن ڪافر موت جي وقت نااميدي جي وقت ايمان آڻي ٿو، سو اھو ان کي قيامت ۾ ڪو نفعو نہ ڏيندو.

بَيْنَ اَحَدٍ مِّنْهُمْ وَنَحْنُ لَهٗ مُسْلِمُوْنَ ﴿٨٤﴾ وَمَنْ يَّبْتَغِ غَيْرَ

انهن مان ڪنهن ۾ هڪ ٻئي ايمان ۾ ۽ ١٦٥ اسان جو ڪنڌ سندس ئي درگاه ۾ جهڪيل آهي. ۽ جيڪو اسلام کان سواءِ

الْاِسْلَامِ دِيْنًا فَلَنْ يُّقْبَلَ مِنْهُ ۚ وَهُوَ فِى الْاٰخِرَةِ مِنَ

ڪو ٻيو دين گهرندو ته اهو ان کان هرگز نه قبول ڪيو ويندو ۽ اهو آخرت ۾ نقصان وارن مان

الْخٰسِرِيْنَ ﴿٨٥﴾ كَيْفَ يَهْدِى اللّٰهُ قَوْمًا كَفَرُوْا بَعْدَ اِيْمَانِهِمْ

آهي . الله اهڙي قوم جي هدايت ڇو چاهي جيڪا ايمان آڻي وري ڪافر ٿي ويئي ١٦٦

وَشَهِدُوْٓا اَنَّ الرَّسُوْلَ حَقٌّ وَّجَآءَهُمُ الْبَيِّنٰتُ ۭ وَاللّٰهُ لَا

۽ شاهدي ڏيئي چڪا هئا ته رسول سچو ١٦٧ آهي ۽ وٽن ڪليل نشانيون اچي ويون هيون ١٦٨ ۽ الله

يَهْدِى الْقَوْمَ الظّٰلِمِيْنَ ﴿٨٦﴾ اُولٰٓئِكَ جَزَاۗؤُهُمْ اَنَّ عَلَيْهِمْ

ظالمن کي هدايت نه ڪندو آهي . انهن جو بدلو هيءُ آهي جو انهن تي لعنت آهي

لَعْنَةَ اللّٰهِ وَالْمَلٰٓئِكَةِ وَالنَّاسِ اَجْمَعِيْنَ ﴿٨٧﴾ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ۚ

الله ۽ ملائڪن ۽ ماڻهن سمورن جي . هميشه ان ۾ رهن

لَا يُخَفَّفُ عَنْهُمُ الْعَذَابُ وَلَا هُمْ يُنْظَرُوْنَ ﴿٨٨﴾ اِلَّا الَّذِيْنَ تَابُوْا

نه انهن کان عذاب هلڪو ٿيئي ۽ نه انهن کي مهلت ڏني ويندي . مگر جن ان کان پوءِ

مِنْۢ بَعْدِ ذٰلِكَ وَاَصْلَحُوْا ۣ فَاِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿٨٩﴾ اِنَّ

توبه ڪئي ١٦٩ ۽ پاڻ سڌاريائون ته ضرور الله بخشڻهار مهربان آهي . بيشڪ اهي

الَّذِيْنَ كَفَرُوْا بَعْدَ اِيْمَانِهِمْ ثُمَّ ازْدَادُوْا كُفْرًا لَّنْ تُقْبَلَ

جيڪي ايمان آڻي پوءِ ڪافر ٿيا ۽ ڪفر ۾ وڌي ويا ١٧٠ انهن جي توبه هرگز قبول

تَوْبَتُهُمْ ۚ وَاُولٰٓئِكَ هُمُ الضَّاۗلُّوْنَ ﴿٩٠﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَمَاتُوْا

نه ٿيندي ١٧١ ۽ اهي ئي ڀٽڪيل آهن. بيشڪ جيڪي ڪافر ٿيا ۽ ڪافر ئي رهي مُئا

وَهُمْ كُفَّارٌ فَلَنْ يُّقْبَلَ مِنْ اَحَدِهِمْ مِّلْءُ الْاَرْضِ ذَهَبًا وَّلَوِ

انهن مان ڪنهن کان زمين برابر سون به هرگز قبول نه ڪيو ويندو جيتوڻيڪ ع

افْتَدٰى بِهٖ ۭ اُولٰٓئِكَ لَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ وَّمَا لَهُمْ مِّنْ نّٰصِرِيْنَ ﴿٩١﴾

پنهنجي ڇوٽڪاري جي واسطي ڏئي، انهن جي لاءِ دردناڪ عذاب آهي ۽ انهن جو ڪو مددگار نه آهي

ع ٩ ١١ ١٧



١٦٥ جيئن يهودين ۽ نصرانين ڪيو، جو ڪجهه تي ايمان آندائون ۽ ڪجهه جا انڪاري ٿيا

١٦٦ شانِ نزول :- حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته هيءَ آيت يهودين ۽ نصرانين جي حق ۾ نازل ٿي، جو يهودي حضور جن جي بعثت کان اڳ سندن وسيلي سان دعا گهرندا هئا ۽ سندن نبوت جا اقراري هئا ۽ سندن تشريف آوري جو انتظار ڪندا هئا. جڏهن حضور جن جي تشريف آوري ٿي ته پوءِ حسد منجهان سندن انڪار ڪرڻ لڳا ۽ ڪافر ٿي ويا.

معنيٰ هيءَ آهي ته الله تعالىٰ اهڙيءَ قوم کي ڪيئن ايمان جي توفيق ڏئي، جيڪا ڄاڻي ۽ مڃڻ بعد مُنڪر ٿي ويئي.

١٦٧ يعني سيد الانبياء حضرت محمّد مصطفىٰ صلى الله عليه وسلم.

١٦٨ ۽ اهو روشن معجزا ڏيکاري چُڪو هو.

١٦٩ ۽ ڪفر کان باز آيا.

شان نزول :- حارث ابن سويد انصاري کي ڪافرن سان گڏجڻ کان پوءِ پشيماني ٿي، ان پنهنجي قوم ڏانهن پيغام موڪليو ته رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کان معلوم ڪريو ته ڇا منهنجي توبه قبول ٿي سگهي ٿي؟

ان جي حق ۾ هيءَ آيت نازل ٿي. تڏهن اهو مديني منوره ۾ توبه تائب ٿي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيو.

جهان جي سردار صلى الله عليه وسلم جن ان جي توبه قبول فرمائي.

١٧٠ شان نزول :- هيءَ آيت يهودين جي حق ۾ نازل ٿي، جن حضرت موسىٰ عليه السلام تي ايمان آڻڻ کان پوءِ حضرت عيسىٰ عليه السلام ۽ انجيل جو ڪفر ڪيو، پوءِ ڪفر ۾ اڃا وڌيا تان جو سيد الانبياء حضرت محمّد مصطفىٰ صلى الله عليه وسلم جن ۽ قرآن جو ڪفر ڪيائون، ۽ هڪ قول هيءُ آهي ته هيءَ آيت يهودين ۽ نصرانين جي حق نازل ٿي، جيڪي بعثت کان اڳ پنهنجن ڪتابن ۾ سندن نعت ۽ صفت ڏسي مٿن ايمان رکندا هئا ۽ سندن ظهور کان پوءِ ڪافر ٿي ويا ۽ ڪفر ۾ وري اڃا سخت ٿي ويا.

١٧١ اُن حال ۾ يا موت جي وقت يا جيڪڏهن اهو ڪفر تي مري.

لَنْ تَنَالُوا الْبِرَّ حَتّٰى تُنْفِقُوْا مِمَّا تُحِبُّوْنَ ۵ وَمَا تُنْفِقُوْا

اوهان ايستائين چڱائي کي هرگز نه پهچندؤ جيسين پنهنجي پياري شيءِ خرچ نه ڪندؤ ١٧٢ ۽ اوهان جو ڪجهه خرچ

مِنْ شَيْءٍ فَاِنَّ اللّٰهَ بِهٖ عَلِيْمٌ ﴿٩٢﴾ كُلُّ الطَّعَامِ كَانَ حِلًّا

ڪندؤ سو الله کي معلوم آهي. سڀ کاڌا بني اسرائيل لاءِ حلال هئا

لِّبَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ اِلَّا مَا حَرَّمَ اِسْرَآءِيْلُ عَلٰى نَفْسِهٖ مِنْ قَبْلِ

سواءِ ان جي جيڪو يعقوب پنهنجو پاڻ تي حرام ڪيو هو

اَنْ تُنَزَّلَ التَّوْرٰىةُ ۭ قُلْ فَاْتُوْا بِالتَّوْرٰىةِ فَاتْلُوْهَآ اِنْ

توريت نازل ٿيڻ کان اڳ تون هان فرمايو، توريت آڻيو پڙهو جيڪڏهن

كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿٩٣﴾ فَمَنِ افْتَرٰى عَلَى اللّٰهِ الْكَذِبَ مِنْۢ بَعْدِ

توهان سچا آهيو. ١٧٣ سو ان کان پوءِ جيڪو الله تي ڪوڙ مڙهي ١٧٤

ذٰلِكَ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الظّٰلِمُوْنَ ﴿٩٤﴾ قُلْ صَدَقَ اللّٰهُ ۣ فَاتَّبِعُوْا

سي ئي ظالم آهن. تون هان فرمايو الله سچو آهي پوءِ ابراهيم

مِلَّةَ اِبْرٰهِيْمَ حَنِيْفًا ۭ وَمَا كَانَ مِنَ الْمُشْرِكِيْنَ ﴿٩٥﴾ اِنَّ

جي دين جي پيروي ڪريو ١٧٥ جيڪو هر باطل کان جدا هو ۽ شرڪ وارن مان نه هو. بيشڪ

اَوَّلَ بَيْتٍ وُّضِعَ لِلنَّاسِ لَلَّذِيْ بِبَكَّةَ مُبٰرَكًا وَّهُدًى

سڀ کان پهريون گهر جيڪو ماڻهن جي عبادت لاءِ مقرر ٿيو اهو آهي جيڪو مڪي ۾ برڪت وارو ۽ ساري

لِّلْعٰلَمِيْنَ ﴿٩٦﴾ فِيْهِ اٰيٰتٌۢ بَيِّنٰتٌ مَّقَامُ اِبْرٰهِيْمَ ۚ وَمَنْ دَخَلَهٗ

جهان لاءِ رهنما آهي ١٧٦ ان ۾ پڌريون نشانيون آهن ١٧٧ ابراهيم جي بيهڻ جي جاءِ ١٧٨ ۽ جيڪو ان ۾

كَانَ اٰمِنًا ۭ وَلِلّٰهِ عَلَى النَّاسِ حِجُّ الْبَيْتِ مَنِ اسْتَطَاعَ

آيو سو امن وارو ٿيو ١٧٩ ۽ الله جي لاءِ انهن ماڻهن تي ان گهر جو حج ڪرڻ آهي جيڪو انهيءَ تائين

اِلَيْهِ سَبِيْلًا ۭ وَمَنْ كَفَرَ فَاِنَّ اللّٰهَ غَنِيٌّ عَنِ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٩٧﴾

وڃي سگهي ١٨٠ ۽ جنهن انڪار ڪيو ته الله ساري جهان کان بي پرواهه آهي. ١٨١

قُلْ يٰٓاَهْلَ الْكِتٰبِ لِمَ تَكْفُرُوْنَ بِاٰيٰتِ اللّٰهِ ڰ وَاللّٰهُ شَهِيْدٌ

تون هان فرمايو اي ڪتاب وارؤ! الله جون آيتون ڇو نه ٿا مڃيو ١٨٢ ۽ توهان جا ڪم

منزل ١

١٧٢ برّ مان تقويٰ ۽ اطاعت مراد آهي. حضرت ابن عمر رضي الله عنهما فرمايو ته هتي خرچ ڪرڻ عام آهي سمورن صدقن تي يعني واجب هجن يا نفلي، سڀ ان ۾ داخل آهن. حسن جو قول آهي ته جيڪو مال مسلمانن کي محبوب هجي ۽ ان کي الله جي رضا ۾ خرچ ڪن، اهو هن آيت ۾ داخل آهي، توڙي هڪ کارڪ ئي هجي (خازن). عمر بن عبدالعزيز کنڊ جون بوريون خريد ڪري صدقو ڪندو هو. ان کي چيو ويو ان جي قيمت ڇو نه صدقو ڪريو؟ فرمايائين کنڊ مون کي محبوب ۽ مرغوب آهي، چاهيان ٿو ته خدا جي واٽ ۾ پياري شيءِ خرچ ڪريان (مدارڪ). بخاري ۽ مسلم جي حديث آهي ته حضرت ابوطلحه انصاري مديني ۾ وڏو مالدار هو. انکي پنهنجي مال ۾ بيرحا (باغ) گهڻو پيارو هو. جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي ته ان بارگاهه رسالت ۾ اچي ڪري عرض گذاريو ته مون کي پنهنجي مال ۾ بيرحا سڀ کان پيارو آهي، مان اُن کي خدا جي واٽ ۾ صدقو ڪريان ٿو. حضور جن اُن تي خوشي جو اظهار فرمايو ۽ حضرت ابوطلحه، حضور جن جي اشاري سان پنهنجن قريبن ۽ سوٽن ۾ اُن کي تقسيم ڪري ڇڏيو. حضرت عمر فاروق رضي الله عنه، ابوموسيٰ اشعريؓ کي لکيو ته منهنجي لاءِ هڪ ٻانهي خريد ڪري موڪل. جڏهن اها آئي ته کيس گهڻي وڻي. پاڻ هيءَ آيت پڙهي کيس الله جي راهه ۾ آزاد ڪري ڇڏيائين. ١٧٣ شان نزول:- يهودين، سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن کي چيو ته حضور توهان پاڻ کي ملت ابراهيميءَ تي خيال ڪريو ٿا باوجود اُن جي، جو حضرت ابراهيم عليه السلام اُٺ جو گوشت ۽ کير نه پسند ڪندا هوا، توهان کائو ٿا ته پوءِ توهان ملتِ ابراهيميءَ تي ڪيئن ٿيا؟ حضور جن فرمايو ته اهي شيون حضرت ابراهيم تي حلال هيون. يهودي چوڻ لڳا ته اهي حضرت نوح تي حرام هيون، حضرت ابراهيم تي به حرام هيون ۽ اسان تائين حرام هلنديون آيون. ان تي الله تعاليٰ هيءَ آيت نازل فرمائي ۽ ٻڌايو ويو ته يهودين جي اها دعويٰ غلط آهي، بلڪ اهي شيون حضرت ابراهيم، اسماعيل، اسحٰق ۽ يعقوب عليهم السلام تي حلال هيون. حضرت يعقوب ڪنهن سبب سان انهن کي پاڻ تي حرام فرمايو ۽ اها حرمت سندس اولاد ۾ باقي رهي. يهودين ان جو انڪار ڪيو ته حضور صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته توريت ان مضمون تي ناطق آهي. جيڪڏهن توهان کي انڪار آهي ته توريت آڻيو. اُن تي يهودين کي پنهنجي بدنامي ۽ رسوائيءَ جو خوف ٿيو ۽ اهي توريت نه آڻي سگهيا. اُنهن جو ڪوڙ ظاهر ٿي ويو ۽ انهن کي شرمندگي ٿي. فائدو:- هن مان ثابت ٿيو ته اڳين شريعتن ۾ احڪام منسوخ ٿيندا هئا. هن ۾ يهودين جو رد آهي جيڪي نسخ جا قائل نه هئا. فائدو:- حضور سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن اُمي هئا باوجود ان جي يهودين کي توريت سان الزام ڏيڻ ۽ توريت جي مضمونن سان استدلال فرمائڻ سندن معجزو ۽ نبوت جو دليل آهي ۽ ان سان سندن وهبي ۽ غيبي علمن جو پتو پوي ٿو. ١٧٤ ۽ چوي ته ملتِ ابراهيميءَ ۾ اُٺ جو گوشت ۽ کير الله تعاليٰ حرام ڪيا هئا. ١٧٥ جو اهوئي اسلام ۽ محمدي دين آهي. ١٧٦ شانِ نزول:- يهودين مسلمانن کي چيو ته بيت المقدس اسان جو قبلو آهي. ڪعبي کان افضل ۽ ان کان اڳ جو آهي. نبين جي هجرت جو مقام ۽ عبادت جو قبلو آهي. مسلمانن چيو ته ڪعبو افضل آهي. ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي ۽ ان ۾ ٻڌايو ويو ته سڀ کان پهريون مڪان، جنهن کي الله تعاليٰ طاعت ۽ عبادت جي لاءِ مقرر ڪيو، نماز جو قبلو، حج ۽ طواف جي جاءِ بنايو، جنهن ۾ نيڪين جا ثواب زياده ٿين ٿا، اهو ڪعبو معظم آهي جيڪو مڪي معظم شهر ۾ واقع آهي. حديث شريف ۾ آهي ته ڪعبو شريف، بيت المقدس کان چاليهه سال اڳ ٺاهيو ويو. ١٧٧ جيڪي ان جي حرمت ۽ فضيلت تي دلالت ڪن ٿيون. انهن نشانين مان ڪجهه هي آهن ته پکي ڪعبي شريف جي مٿان نه ٿا ويهن ۽ ان جي مٿان پرواز نه ٿا ڪن بلڪ پرواز ڪندي ايندا آهن ته هيڏي هوڏي هٽي وڃن ٿا ۽ جيڪي پکي بيمار ٿي وڃن ٿا، هي پنهنجو علاج اهوئي ڪن ٿا ته ڪعبي جي هوا ۾ ٿي ڪري گذري وڃن ته ان سان انهن کي شفا ٿئي ٿي ۽ وحشي هڪ ٻئي کي حرم ۾ ايذاء نه ٿا ڏين ايستائين جو ڪتا هن سرزمين ۾ ... تي نه ٿا ڊوڙن ۽ اتي شڪار نه ٿا ڪن ۽ ماڻهن جون دليون ڪعبي معظم جي طرف ڇڪجي وڃن ٿيون ۽ ان جي طرف نظر ڪرڻ سان ڳوڙها جاري ٿين ٿا ۽ هر جمعي جي رات ولين جا روح هن جي چوگرد حاضر ٿين ٿا ۽ جيڪو اُن جي بي حرمتي جو ارادو ڪري ٿو، سو برباد ٿي وڃي ٿو. انهن نشانين مان مقامِ ابراهيم وغيره اهي شيون آهن جن جو آيت ۾ بيان فرمايو ويو (مدارڪ، خازن ۽ احمدي). ١٧٨ مقامِ ابراهيم اهو پٿر آهي، جنهن تي حضرت ابراهيم عليه السلام ڪعبي شريف جي تعمير جي وقت بيهندا هوا ۽ ان ۾ سندس قدم مبارڪ جا نشان هئا، جيڪي باوجود گهڻي زماني گذرڻ جي ۽ گهڻن هٿن جي ڇهڻ سان اڃا تائين ڪجهه باقي آهن. ١٧٩ ايستائين جو جيڪڏهن ڪو شخص قتل ۽ جنايت ڪري حرم ۾ داخل ٿئي ته اتي نه ان کي

عَلٰی مَا تَعۡمَلُوۡنَ ﴿۹۸﴾ قُلۡ یٰۤاَہۡلَ الۡکِتٰبِ لِمَ تَصُدُّوۡنَ عَنۡ

الله جي اڳيان آهن. توهان فرمايو اي ڪتاب وارؤ! توهان الله جي رستي کان ڇو ٿا جهليو انهن کي جن ايمان آندو

سَبِیۡلِ اللّٰہِ مَنۡ اٰمَنَ تَبۡغُوۡنَہَا عِوَجًا وَّ اَنۡتُمۡ شُہَدَآءُ ؕ وَ

١٨٣ ـ ان کي ٽيڙو گهرو ٿا ۽ اوهان ان تي شاهد ١٨٤ ـ آهيو ۽

مَا اللّٰہُ بِغَافِلٍ عَمَّا تَعۡمَلُوۡنَ ﴿۹۹﴾ یٰۤاَیُّہَا الَّذِیۡنَ اٰمَنُوۡۤا اِنۡ تُطِیۡعُوۡا

الله اوهان جي ڪرتوتن کان بي خبر نه آهي. اي ايمان وارؤ! جيڪڏهن اوهان ڪن ڪتاب وارن

فَرِیۡقًا مِّنَ الَّذِیۡنَ اُوۡتُوا الۡکِتٰبَ یَرُدُّوۡکُمۡ بَعۡدَ اِیۡمَانِکُمۡ

جي چئي تي هلندؤ ته اهي اوهان جي ايمان آڻڻ کان پوءِ به اوهان کي ڪافر ڪري

کٰفِرِیۡنَ ﴿۱۰۰﴾ وَ کَیۡفَ تَکۡفُرُوۡنَ وَ اَنۡتُمۡ تُتۡلٰی عَلَیۡکُمۡ اٰیٰتُ اللّٰہِ وَ

ڇڏيندا. ١٨٥ ـ ۽ اوهان ڪيئن ٿا ڪفر ڪريو اوهان تي الله جون آيتون پڙهيون وڃن ٿيون

فِیۡکُمۡ رَسُوۡلُہٗ ؕ وَ مَنۡ یَّعۡتَصِمۡ بِاللّٰہِ فَقَدۡ ہُدِیَ اِلٰی صِرَاطٍ

۽ اوهان ۾ ان جو رسول تشريف وٺي آيو ۽ جنهن الله جو سهارو ورتو سو ضرور سڌو رستو ڏيکاريو

مُّسۡتَقِیۡمٍ ﴿۱۰۱﴾ یٰۤاَیُّہَا الَّذِیۡنَ اٰمَنُوا اتَّقُوا اللّٰہَ حَقَّ تُقٰتِہٖ وَ لَا

ويو. اي ايمان وارؤ! الله کان ڊڄو جيئن ان کان ڊڄڻ جو حق آهي ۽

تَمُوۡتُنَّ اِلَّا وَ اَنۡتُمۡ مُّسۡلِمُوۡنَ ﴿۱۰۲﴾ وَ اعۡتَصِمُوۡا بِحَبۡلِ اللّٰہِ جَمِیۡعًا

اوهان مسلمان ٿي ئي مرو. ۽ الله جي رسيءَ کي مضبوط ٿي وٺو ١٨٦ ـ سمورا گڏجي ۽

وَّ لَا تَفَرَّقُوۡا ۪ وَ اذۡکُرُوۡا نِعۡمَتَ اللّٰہِ عَلَیۡکُمۡ اِذۡ کُنۡتُمۡ اَعۡدَآءً

پاڻ ۾ ڦوٽ نه وجهو ١٨٧ ـ ۽ پاڻ تي الله جو احسان ياد ڪريو جڏهن اوهان پاڻ ۾ وير هو

فَاَلَّفَ بَیۡنَ قُلُوۡبِکُمۡ فَاَصۡبَحۡتُمۡ بِنِعۡمَتِہٖۤ اِخۡوَانًا ۚ وَ کُنۡتُمۡ

انهيءَ اوهان جي دلين ۾ ميلاپ ڪيو تنهن ڪري ان جي فضل سان اوهان پاڻ ۾ ڀائر ٿي ويؤ ١٨٨ ـ ۽

عَلٰی شَفَا حُفۡرَۃٍ مِّنَ النَّارِ فَاَنۡقَذَکُمۡ مِّنۡہَا ؕ کَذٰلِکَ یُبَیِّنُ

اوهان دوزخ جي کڏ جي ڪناري تي هيؤ ١٨٩ ـ سو انهيءَ اوهان کي ان کان بچائي ورتو ١٩٠ ـ الله توهان سان پنهنجون آيتون اهڙيءَ

اللّٰہُ لَکُمۡ اٰیٰتِہٖ لَعَلَّکُمۡ تَہۡتَدُوۡنَ ﴿۱۰۳﴾ وَلۡتَکُنۡ مِّنۡکُمۡ اُمَّۃٌ

بيان فرمائيندو آهي ته من اوهان هدايت لهو. ۽ اوهان مان هڪ ٽولو اهڙو هجڻ گهرجي

قتل ڪيو وڃي، نه ان تي حد قائم ڪئي وڃي. حضرت عمر فاروق رضي الله عنه فرمايو ته جيڪڏهن مان پنهنجي والد خطاب جي قاتل کي به حرم شريف ۾ ڏسان ته ان کي ڪجهه نه ڪريان، ايستائين جو هو اتان ٻاهر اچي. ١٨٠ ـ مسئلو: هن آيت ۾ حج جي فرضيت جو بيان آهي ۽ ان جي لاءِ طاقت شرط آهي. حديث شريف ۾ سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن ان جو تفسير ٿمر ۽ سواري سان فرمايو. نه ديعني کاڌ پيتي جو سامان ايتري قدر هجڻ گهرجي ته وڃي ورڻي موٽي اچڻ تائين ڪافي هجي ۽ اهو واپسي جي وقت تائين اهل ۽ عيال جي خرچ کان علاوه هجڻ گهرجي. رستي جو امن به ضروري آهي ڇو ته بغير ان جي طاقت ثابت نه ٿي ٿئي. ١٨١ ـ ان سان الله تعاليٰ جي ناراضگي ظاهر ٿئي ٿي ۽ هي مسئلو به ثابت ٿئي ٿو ته قطعي فرض جو منڪر ڪافر آهي. ١٨٢ ـ جيڪي سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن جي نبوت جي صحيح هجڻ تي دلالت ڪن ٿيون.

١٨٣ ـ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي تڪذيب ڪري ۽ سندن نعت ۽ صفت لڪائي، جيڪا توريت ۾ مذڪور آهي.

١٨٤ ـ ته سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن جي نعت توريت ۾ لکيل آهي ۽ الله کي جيڪو دين پيارو آهي، اهو صرف دينِ اسلام ئي آهي.

١٨٥ ـ شان نزول: اَوس ۽ خَزرَج جي قبيلن ۾ پهرين وڏي دشمني هئي گهڻو وقت انهن جي وچ ۾ جنگ جاري رهي. سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن جي صدقي ۾ انهن قبيلن جا ماڻهو اسلام آڻي پاڻ ۾ کير کنڊ ٿي ويا. هڪ ڏينهن اهي هڪ مجلس ۾ ويٺي اُنس ۽ محبت جون ڳالهيون ڪري رهيا هئا، شاس بن قيس يهودي، جيڪو اسلام جو وڏو دشمن هو سو ان طرف کان لنگهيو ۽ انهن جا پاڻ ۾ رابطا ڏسي سڙي ويو ۽ چوڻ لڳو ته جڏهن اهي ماڻهو پاڻ ۾ ملي ويا ته پوءِ اسان جو ڪهڙو ٺڪاڻو آهي. ان هڪ جوان کي مقرر ڪيو ته جيئن انهن جي مجلس ۾ ويهي سندن اڳين لڙاين جو ذڪر ڇيڙي ۽ ان زماني ۾ هر هڪ قبيلو، پنهنجي مدح ۽ پنهنجي مخالف جي حقارت جا شعر لکندو هو، سي پڙهي. پوءِ ان يهودي ائين ئي ڪيو ۽ ان جي شرارت جي ڪري ٻنهي قبيلن جا ماڻهو ڪاوڙ ۾ اچي ويا ۽ هٿيار کنيائون.

ممڪن هو ته خونريزي ٿي وڃي ها، پر سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن اها خبر معلوم ڪري مهاجرن سان گڏ تشريف وٺي آيا ۽ فرمايائون ته اي اهل اسلام جي جماعت! هي ڪهڙيون جاهليت جون حرڪتون آهن. مان توهان جي وچ ۾ آهيان، الله تعاليٰ توهان کي اسلام جي نعمت ڏيئي عزت بخشي، جاهليت کان ڇوٽڪارو ڏنو، توهان ۾ الفت ۽ محبت پلٽيائين وري توهان ڪفر جي حالت ڏانهن موٽو ٿا. حضور جن جي ارشاد مبارڪ انهن جي دلين تي گهرو اثر ڪيو ۽ انهن سمجهيو ته اهو شيطان جو فريب ۽ دشمن جو مڪر هو. انهن هٿيار ڦٽا ڪيا ۽ روئيندي هڪبئي سان ڀاڪرين پئجي ويا ۽ حضرت سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن جا فرمانبردار ٿي هلندا آيا، انهن جي حق ۾ هيءَ آيت نازل ٿي.

١٨٦ ـ حَبۡلُ اللّٰہِ جي تفسير ۾ مفسرن جا چند قول آهن. ڪي چون ٿا ان مان قرآن مراد آهي. مسلم شريف جي حديث ۾ وارد ٿيو ته قرآن پاڪ حَبۡلُ اللّٰہِ آهي جنهن ان جي تابعداري ڪئي تنهن هدايت لڌي جنهن ان کي ڇڏيو سو گمراهه ٿيو. حضرت ابن مسعود رضي الله عنه فرمايو ته حَبۡلُ اللّٰہِ مان جماعت مراد آهي ۽ فرمايو ته توهان جماعت کي لازم ڪري وٺو، جو اها حبل الله آهي، جنهن کي مضبوط پڪڙڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي.

١٨٧ ـ جيئن يهودي ۽ نصاريٰ جدا ٿي ويا. هن آيت ۾ انهن فعلن ۽ حرڪتن جي منع ڪئي وئي آهي، جيڪي مسلمانن ۾ جُدائيءَ جو سبب آهن. مسلمانن جو طريقو اهل سنت مذهب آهي، ان کان سواءِ ڪا ٻي واٽ اختيار ڪرڻ دين ۾ تفريق ۽ منع آهي.

١٨٨ ـ ۽ اسلام جي دولت سان دُشمني دور ٿي ۽ پاڻ ۾ ديني محبت پيدا ٿي ايستائين جو اَوس ۽ خَزرَج جي اها مشهور لڙائي جيڪا هڪ سؤ ويهن سالن کان جاري هئي ۽ ان جي ڪري رات ڏينهن قتل ۽ قُرلت جي بازار گرم رهندي هئي سا جهان جي سردار صلي الله عليه وسلم جن جي ذريعي الله تعاليٰ ختم ڪري ڇڏي ۽ جنگ جي باهه ٿڌي ڪري ڇڏي ۽ جنگجو قبيلن ۾ اُلفت ۽ محبت جا جذبا پيدا ڪري ڇڏيائين.

١٨٩ ـ يعني ڪفر جي حالت ۾. جو جيڪڏهن اُن حال تي مري وڃو ها ته پوءِ دوزخ ۾ پهچو ها.

١٩٠ ـ ايمان جي دولت عطا فرمائي.

يَّدْعُوْنَ اِلَى الْخَيْرِ وَ يَاْمُرُوْنَ بِالْمَعْرُوْفِ وَ يَنْهَوْنَ عَنِ

جيڪي چڱائيءَ جي طرف سڏين ۽ چڱن ڪمن جو حڪم ڏين ۽ برائيءَ کان روڪين

الْمُنْكَرِ ؕ وَ اُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُفْلِحُوْنَ ﴿۱۰۴﴾ وَ لَا تَكُوْنُوْا كَالَّذِيْنَ

١٩١ ۽ اهي ئي ماڻهو مراد ماڻيندڙ آهن ١٩٢ ۽ انهن جهڙا نه ٿجو جيڪي پاڻ ۾

تَفَرَّقُوْا وَ اخْتَلَفُوْا مِنْۢ بَعْدِ مَا جَآءَهُمُ الْبَيِّنٰتُ ؕ وَ اُولٰٓئِكَ

ٽڙ وچڙ ٿيا ۽ انهن ۾ ڦوٽ پئي ١٩٣ ان بعد جو وٽن روشن دليل اچي چڪا هئا ١٩٤ ۽

لَهُمْ عَذَابٌ عَظِيْمٌ ﴿۱۰۵﴾ يَّوْمَ تَبْيَضُّ وُجُوْهٌ وَّ تَسْوَدُّ وُجُوْهٌ ۚ

انهن لاءِ وڏو عذاب آهي. جنهن ڏينهن ڪي منهن روشن هوندا ۽ ڪي منهن ڪارا

فَاَمَّا الَّذِيْنَ اسْوَدَّتْ وُجُوْهُهُمْ ۟ اَكَفَرْتُمْ بَعْدَ اِيْمَانِكُمْ

ته اهي جن جا منهن ڪارا ٿيا ١٩٥ ڇا اوهان ايمان کان پوءِ ڪافر ٿيا ١٩٦

فَذُوْقُوا الْعَذَابَ بِمَا كُنْتُمْ تَكْفُرُوْنَ ﴿۱۰۶﴾ وَ اَمَّا الَّذِيْنَ

ته هاڻي ڪفر جي بدلي عذاب چکو. ۽ جن جا منهن

ابْيَضَّتْ وُجُوْهُهُمْ فَفِيْ رَحْمَةِ اللّٰهِ ؕ هُمْ فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ﴿۱۰۷﴾

روشن ٿيا ١٩٧ سي الله جي رحمت ۾ آهن ۽ اهي ان ۾ هميشه رهندا.

تِلْكَ اٰيٰتُ اللّٰهِ نَتْلُوْهَا عَلَيْكَ بِالْحَقِّ ؕ وَ مَا اللّٰهُ يُرِيْدُ ظُلْمًا

هي الله جون آيتون آهن جيڪي اسان توتي پوري طرح پڙهون ٿا ۽ الله جهان وارن تي ظلم

لِّلْعٰلَمِيْنَ ﴿۱۰۸﴾ وَ لِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَ مَا فِي الْاَرْضِ ؕ وَ اِلَى اللّٰهِ

ڪرڻ نه گهرندو آهي. ١٩٨ ۽ جو ڪجهه آسمانن ۾ آهي ۽ جيڪي زمين ۾ آهي سو الله جو ئي آهي ۽ الله جي ئي

تُرْجَعُ الْاُمُوْرُ ﴿۱۰۹﴾ كُنْتُمْ خَيْرَ اُمَّةٍ اُخْرِجَتْ لِلنَّاسِ تَاْمُرُوْنَ

طرف سڀني ڪمن جو موٽڻ آهي. توهان ڀلا آهيو ١٩٩ انهن سڀني امتن کان جيڪي ماڻهن ۾ ظاهر ٿيون

بِالْمَعْرُوْفِ وَ تَنْهَوْنَ عَنِ الْمُنْكَرِ وَ تُؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ ؕ وَ لَوْ اٰمَنَ

چڱائيءَ جو حڪم ڪريو ٿا ۽ برائيءَ کان روڪيو ٿا ۽ الله تي ايمان رکو ٿا ۽ جيڪڏهن ڪتاب وارا

اَهْلُ الْكِتٰبِ لَكَانَ خَيْرًا لَّهُمْ ؕ مِنْهُمُ الْمُؤْمِنُوْنَ وَ اَكْثَرُهُمُ

ايمان آڻين ها ٢٠٠ ته انهن لاءِ ڀلو هو انهن مان ڪي مسلمان آهن ٢٠١ ۽ گهڻا

١٩١ هن آيت مان امر معروف ۽ نهي منڪر جي فرضيت ۽ اجماع جي حجت هجڻ تي استدلال ڪيو ويو آهي.

١٩٢ حضرت علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنه فرمايو ته نيڪين جو حڪم ڪرڻ ۽ برائين کان روڪڻ بهترين جهاد آهي.

١٩٣ جيئن يهودي ۽ نصارىٰ پاڻ ۾ مختلف ٿيا ۽ هڪٻئي سان بغض ۽ دشمني منجهن راسخ ٿي ويئي يا جيئن توهان پاڻ ۾ اسلام جي زماني کان اڳ جاهليت جي وقت متفرق هيؤ. توهان جي وچ ۾ بغض ۽ ڪينو هو.

مسئلو: هن آيت ۾ مسلمانن کي پاڻ ۾ اتفاق ۽ اجماع جو حڪم ڏنو ويو ۽ اختلاف ۽ ان جي سڀني سببن پيدا ڪرڻ جي منع فرمائي ويئي. حديثن ۾ به ان جون گهڻيون تاڪيدون وارد ٿيون آهن ۽ مسلمانن جي جماعت کان جدا ٿيڻ جي سختيءَ سان منع فرمائي ويئي آهي. جيڪو فرقو پيدا ٿيندو آهي، ان حڪم جي مخالفت ڪري ئي پيدا ٿيندو آهي ۽ مسلمانن جي جماعت ۾ تفرقه اندازيءَ جي جرم جو مرتڪب ٿيندو آهي ۽ حديث شريف جي ارشاد مطابق اهو شيطان جو شڪار آهي. اعاذنا الله تعالىٰ منه.

١٩٤ ۽ حق واضح ٿي چڪو هو.

١٩٥ يعني ڪافر، انهن کي ملامتًا چيو ويندو.

١٩٦ هن جا مخاطب يا ته سمورا ڪافر آهن. هن صورت ۾ ايمان مان ميثاق جي ڏينهن جو ايمان مراد آهي، جڏهن الله تعالىٰ انهن کي فرمايو ته ڇا مان توهان جو رب نه آهيان؟ سڀني بلىٰ (هائو) چيو هو ۽ ايمان آندو هو. هاڻي جيڪي دنيا ۾ ڪافر ٿيا ته انهن کي فرمايو وڃي ٿو ته ميثاق جي ڏينهن ايمان آڻڻ کان پوءِ توهان ڪافر ٿي ويؤ. حسن جو قول آهي ته ان مان منافق مراد آهن. جن زبان سان ايمان جو اظهار ڪيو هو پر سندن دليون منڪر هيون. عڪرمه چيو ته اهي اهل ڪتاب آهن، جن سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي بعثت کان اڳ ته حضور جن تي ايمان آندو ۽ حضور جن جي ظهور کان پوءِ سندن انڪار ڪري ڪافر ٿي ويا. هڪ قول هي آهي ته ان جا مخاطب مرتد آهن، جيڪي اسلام آڻي ڦري ويا ۽ ڪافر ٿي ويا.

١٩٧ يعني ايمان وارا، ان ڏينهن الله جي ڪرم سان اهي مسرور ۽ خوش هوندا ۽ انهن جا چهرا چمڪندڙ هوندا. ساڄي ڪاٻي ۽ اڳيان نور هوندو.

١٩٨ ۽ ڪنهن کي سواءِ جرم جي عذاب نه ٿو ڏئي ۽ ڪنهن جي نيڪيءَ جو ثواب گهٽ نه ٿو ڪري.

ع ٨ ١١ ٢

منزل ١

١٩٩ اي امتِ محمد مصطفىٰ صلى الله عليه وسلم. شان نزول: يهودين مان مالڪ بن صيف ۽ وهب بن يهودا، حضرت عبدالله بن مسعود وغيره رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جي صحابه ڪرام کي چيو ته اسان توهان کان افضل آهيون ۽ اسان جو دين توهان جي دين کان بهتر آهي، جنهن جي توهان اسان کي دعوت ڏيو ٿا. ان تي هي آيت نازل ٿي. ترمذي جي حديث شريف ۾ آهي سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو ته الله تعالىٰ منهنجي امت کي گمراهيءَ تي گڏ نه ڪندو ۽ الله تعالىٰ جو دستِ رحمت جماعت تي آهي. جيڪو جماعت کان جدا ٿيو، دوزخ ۾ ويو.

٢٠٠ سيد الانبياء حضرت محمد صلى الله عليه وسلم جن تي.

٢٠١ جيئن حضرت عبدالله بن سلام ۽ ان جا ساٿي يهودين مان ۽ نجاشي ۽ ان جا ساٿي نصرانين مان.

الْفٰسِقُوْنَ ﴿۱۱۰﴾ لَنْ يَّضُرُّوْكُمْ اِلَّآ اَذًى ؕ وَاِنْ يُّقَاتِلُوْكُمْ يُوَلُّوْكُمُ

ڪافر آهن. اهي ستاءِ ڪان سواءِ اوهان جو ڪجھ بگاڙي نہ سگهندا ٢٠٢ ۽ جيڪڏهن اوهان سان وڙهندا تہ اوهان جي مقابلي کان پٺي

الْاَدْبَارَ ۟ ثُمَّ لَا يُنْصَرُوْنَ ﴿۱۱۱﴾ ضُرِبَتْ عَلَيْهِمُ الذِّلَّةُ اَيْنَ مَا ثُقِفُوْٓا

ڏيئي ويندا ٢٠٣ پوءِ انهن جي مدد ڪانہ ٿيندي. انهن تي ذلت هنئي وئي، ڪٿي بہ هجن الله

اِلَّا بِحَبْلٍ مِّنَ اللّٰهِ وَحَبْلٍ مِّنَ النَّاسِ وَبَآءُوْ بِغَضَبٍ مِّنَ

٢٠٤ جي رسي ٢٠٥ ۽ ماڻهن جي رسيءَ ٢٠٦ کان سواءِ پناھ نہ لهندا ۽ اهي خدا جي ڏمر جا حقدار ٿيا

اللّٰهِ وَضُرِبَتْ عَلَيْهِمُ الْمَسْكَنَةُ ؕ ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ كَانُوْا يَكْفُرُوْنَ

۽ انهن تي سڃائي هنئي وئي ٢٠٧ اهو هن ڪري جو اهي الله جي آيتن جو انڪار

بِاٰيٰتِ اللّٰهِ وَيَقْتُلُوْنَ الْاَنْۢبِيَآءَ بِغَيْرِ حَقٍّ ؕ ذٰلِكَ بِمَا عَصَوْا وَّ

۽ نبين کي ناحق قتل ڪندا آهن، اهو هن ڪري جو بي فرمان

كَانُوْا يَعْتَدُوْنَ ﴿۱۱۲﴾ لَيْسُوْا سَوَآءً ؕ مِنْ اَهْلِ الْكِتٰبِ اُمَّةٌ قَآئِمَةٌ

۽ سرڪش هئا. سڀ هڪجهڙا نہ آهن ڪتاب وارن ۾ ڪي اهي آهن جيڪي حق تي قائم آهن ٢٠٨

يَّتْلُوْنَ اٰيٰتِ اللّٰهِ اٰنَآءَ الَّيْلِ وَهُمْ يَسْجُدُوْنَ ﴿۱۱۳﴾ يُؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ

رات جي گهڙين ۾ الله جون آيتون پڙهن ٿا ۽ سجدو ڪن ٿا ٢٠٩ الله ۽ قيامت جي ڏينهن تي

وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ وَيَاْمُرُوْنَ بِالْمَعْرُوْفِ وَيَنْهَوْنَ عَنِ الْمُنْكَرِ وَ

ايمان آڻين ٿا ۽ ڀلائيءَ جو حڪم ڏين ٿا ۽ برائيءَ کان روڪين ٿا ٢١٠ ۽

يُسَارِعُوْنَ فِى الْخَيْرٰتِ ؕ وَاُولٰٓئِكَ مِنَ الصّٰلِحِيْنَ ﴿۱۱۴﴾ وَمَا يَفْعَلُوْا

چڱن ڪمن ۾ اڳرائي ڪن ٿا ۽ اهي ئي لائق ماڻهو آهن ۽ اهي جيڪا چڱائي

مِنْ خَيْرٍ فَلَنْ يُّكْفَرُوْهُ ؕ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌ ۢ بِالْمُتَّقِيْنَ ﴿۱۱۵﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ

ڪندا تہ سندن حق نہ ماريو ويندو ۽ الله کي پرهيزگارن جي ڄاڻ آهي ٢١١ بيشڪ جن

كَفَرُوْا لَنْ تُغْنِىَ عَنْهُمْ اَمْوَالُهُمْ وَلَآ اَوْلَادُهُمْ مِّنَ اللّٰهِ

ڪفر ڪيو انهن جا مال ۽ اولاد ٢١٢ ڪين الله کان ڪجھ بہ بچائي نہ

شَيْئًا ؕ وَاُولٰٓئِكَ اَصْحٰبُ النَّارِ ۚ هُمْ فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ﴿۱۱۶﴾ مَثَلُ مَا

سگهندا ۽ اهي دوزخي آهن جنهن ۾ ڪين هميشه رهڻو آهي. ٢١٣ جيڪي

٢٠٢ زباني طعني ۽ ملامت ۽ ڌمڪيءَ وغيره سان. شان نزول:- يهودين مان جن ماڻهن ايمان آندو هو. جيئن حضرت عبدالله بن سلام ۽ سندس ساٿي. يهودين جا رئيس انهن جا دشمن ٿي ويا ۽ انهن کي تڪليف ڏيڻ جي فڪر ۾ رهڻ لڳا. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ الله تعاليٰ ايمان آڻڻ وارن کي مطمئن ڪري ڇڏيو تہ اهي مسلمانن کي زباني ڏاڙ کان سواءِ ڪا تڪليف نہ پهچائي سگهندا. غلبو مسلمانن کي ئي رهندو ۽ يهودين جي پڇاڙي ذلت ۽ خواري ئي آهي.

٢٠٣ ۽ توهان سان مقابلي ڪرڻ جي طاقت نہ آڻي سگهندا. اهي غيبي خبرون ايئن ئي واقع ٿيون.

٢٠٤ هميشه ذليل ٿي رهندا. ڪڏهن بہ عزت نہ لهندا. انهيءَ جو اثر آهي جو يهودين کي ڪٿان جي بادشاهي حاصل نہ ٿي. جتي رهيا رعيت ۽ غلام ئي ٿي رهيا.

٢٠٥ پڪي جهالت، يعني ايمان آڻي ڪري.

٢٠٦ يعني مسلمانن جي پناھ وٺي ۽ انهن کي جزيو ڏيئي.

٢٠٧ يعني يهوديءَ کي مالدار هوندي بہ دلي شاهوڪاري حاصل نہ ٿي ٿئي.

٢٠٨ شان نزول:- جڏهن حضرت عبدالله بن سلام ۽ ان جي ساٿين ايمان آندو تہ يهودين جي احبارن ڇيڙو ڪيو تہ محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جن تي اسان مان جن ايمان آندو آهي، اهي بڇڙا ماڻهو آهن. اگر چڱا هجن ها تہ پنهنجن ابن ڏاڏن جو دين نہ ڇڏين ها. ان تي هيءَ آيت نازل فرمائي وئي. عطاء جو قول آهي تہ مِنْ اَهْلِ الْكِتٰبِ اُمَّةٌ قَآئِمَةٌ مان نجران جا ٿاليھ مرد، حبشہ جا ٻٽيھ ۽ روم جا اٺ مرد مراد آهن، جيڪي دين عيسوي تي هئا، پوءِ سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن تي ايمان آندائون.

٢٠٩ يعني نماز پڙهن ٿا. هن مان يا تہ عشا جي نماز مراد آهي، جيڪا اهل ڪتاب نہ پڙهندا هئا يا تہجد جي نماز.

٢١٠ ۽ دين ۾ سستي نہ ٿا ڪن.

٢١١ يهودين، حضرت عبدالله بن سلام ۽ سندس ساٿين کي چيو هو تہ توهان دين اسلام قبول ڪري نقصان ۾ پيو. الله تعاليٰ انهن کي خبر ڏني تہ اهي وڏن درجن جا حقدار ٿيا ۽ پنهنجن نيڪين جي جزا لهندا. يهودين جي بڪواس بيهودي ۽ اجائي آهي.

٢١٢ جن تي انهن کي گهڻو ناز آهي.



٢١٣ شان نزول:- هيءَ آيت بني قريظه ۽ نضير جي حق ۾ نازل ٿي. يهودين جي رئيسن رياست ۽ مال هٿ ڪرڻ جي ارادي سان رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن سان دشمني ڪئي هئي. الله تعاليٰ هن آيت ۾ ارشاد فرمايو تہ انهن جا مال ۽ اولاد ڪين ڪنهن ڪم نہ ايندا. اهي رسول جي دشمنيءَ ۾ ناحق پنهنجي پڇاڙي برباد ڪري رهيا آهن. هڪ قول هيءَ آهي تہ هيءَ آيت قريش جي مشرڪن جي حق ۾ نازل ٿي، ڇو تہ ابوجهل کي پنهنجي دولت ۽ مال تي وڏو فخر هو ۽ ابوسفيان بدر ۽ اُحد جي لڙاين ۾ مشرڪن تي گهڻو مال خرچ ڪيو هو. هڪ قول هيءَ آهي تہ هيءَ آيت سڀني ڪافرن جي حق ۾ عام آهي. اُنهن سڀني کي ٻڌايو ويو تہ مال ۽ اولاد مان ڪو بہ ڪم اچڻ وارو ۽ الله جي عذاب کان بچائڻ وارو نہ آهي.

يُنفِقُونَ فِي هٰذِهِ الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا كَمَثَلِ رِيحٍ فِيهَا صِرٌّ أَصَابَتْ
دنيا جي زندگيءَ ۾ ۲۱۴ خرچ ڪن ٿا تنهن جو مثال انهيءَ واءَ جهڙو آهي جنهن ۾ پارو هجي

حَرْثَ قَوْمٍ ظَلَمُوا أَنفُسَهُمْ فَأَهْلَكَتْهُ ۚ وَمَا ظَلَمَهُمُ اللَّهُ وَ
هڪ اهڙي قوم جي پوک تي اچي پيئي جيڪي پنهنجو پاڻ نقصان ڪندا هئا پوءِ ان کي بلڪل تباهه ڪري ڇڏيائين ۲۱۵ ۽ الله انهن تي ظلم نه ڪيو

لٰكِنْ أَنفُسَهُمْ يَظْلِمُونَ ﴿۱۱۷﴾ يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا لَا تَتَّخِذُوا
پر اهي پاڻ پنهنجي جانين تي ظلم ڪن ٿا. اي ايمان وارؤ! غيرن کي پنهنجو رازدار نه

بِطَانَةً مِّن دُونِكُمْ لَا يَأْلُونَكُمْ خَبَالًا ۖ وَدُّوا مَا عَنِتُّمْ ۚ قَدْ
بڻايو ۲۱۶ اهي توهان جي برائيءَ ۾ ڪمي نٿا ڪن انهن جي خواهش آهي ته جيترو ايذاءُ اوهان کي پهچي

بَدَتِ الْبَغْضَاءُ مِنْ أَفْوَاهِهِمْ ۖ وَمَا تُخْفِي صُدُورُهُمْ أَكْبَرُ ۚ قَدْ
انهن جي ڳالهين مان دشمني ظاهر ٿي پيئي ۲۱۷ ۽ جيڪي سيني ۾ لڪايو اٿن سو تمام وڏو آهي

بَيَّنَّا لَكُمُ الْآيَاتِ ۖ إِن كُنتُمْ تَعْقِلُونَ ﴿۱۱۸﴾ هَا أَنتُمْ أُولَاءِ تُحِبُّونَهُمْ
اسان اوهان کي نشانيون کولي بڌايون آهن جيڪڏهن اوهان کي عقل هجي ۲۱۸ ٻڌو ته اوهان جيڪي آهيو سي انهن کي

وَلَا يُحِبُّونَكُمْ وَتُؤْمِنُونَ بِالْكِتَابِ كُلِّهِ وَإِذَا لَقُوكُمْ قَالُوا آمَنَّا
چاهيو ٿا ۲۱۹ ۽ اهي اوهان کي نٿا چاهين ۲۲۰ حالانڪ اوهان مڙني ڪتابن کي مڃيو ٿا ۲۲۱ ۽ اوهان سان ملڻ وقت

وَإِذَا خَلَوْا عَضُّوا عَلَيْكُمُ الْأَنَامِلَ مِنَ الْغَيْظِ ۚ قُلْ
چوندا آهن ته اسان ايمان آندو ۲۲۲ آهي ۽ اڪيلائيءَ ۾ اوهان تي ڪاوڙ کان آڱريون چٻيندا آهن اوهان فرمايو ته

مُوتُوا بِغَيْظِكُمْ ۗ إِنَّ اللَّهَ عَلِيمٌ بِذَاتِ الصُّدُورِ ﴿۱۱۹﴾ إِن
پنهنجي ڪاوڙ ۾ مري وڃو ۲۲۳ الله دلين جون ڳالهيون چڱيءَ طرح ڄاڻندو آهي. جيڪڏهن اوهان

تَمْسَسْكُمْ حَسَنَةٌ تَسُؤْهُمْ وَإِن تُصِبْكُمْ سَيِّئَةٌ يَفْرَحُوا بِهَا ۖ
سان ڪا ڀلائي ٿئي ته انهن کي برو ٿو لڳي ۲۲۴ ۽ اوهان کي ڪا تڪليف پهچي ٿي ته هو خوش ٿين ٿا

وَإِن تَصْبِرُوا وَتَتَّقُوا لَا يَضُرُّكُمْ كَيْدُهُمْ شَيْئًا ۗ إِنَّ اللَّهَ بِمَا
۽ جيڪڏهن توهان صبر ۽ پرهيزگاري ڪندا رهو ۲۲۵ ته انهن جي سازش اوهان جو ڪجهه نه بگاڙيندي بيشڪ انهن جا سڀ ڪم

يَعْمَلُونَ مُحِيطٌ ﴿۱۲۰﴾ وَإِذْ غَدَوْتَ مِنْ أَهْلِكَ تُبَوِّئُ الْمُؤْمِنِينَ
خدا جي گهيري ۾ آهن. ۽ اي محبوب ياد ڪريو جڏهن توهان صبح جو ۲۲۶ پنهنجي حجره شريف کان ٻاهر نڪتا مسلمانن کي جنگ

ع ۱۲ / ۱۱ / ۳

۲۱۴ مفسرن جو قول آهي ته ان مان يهودين جو اهو خرچ مراد آهي جيڪو پنهنجي عالمن ۽ رئيسن تي ڪندا هئا.

هڪ قول هي آهي ته ڪافرن جا سمورا خرچ ۽ صدقا مراد آهن.

هڪ قول هي آهي ته رياءَ واري جو خرچ ڪرڻ مراد آهي ڇو ته انهن سڀني ماڻهن جو خرچ ڪرڻ يا دنيوي نفعي جي لاءِ هوندو يا اُخروي نفعي جي لاءِ جيڪڏهن محض دنيا جي نفعي لاءِ هجي ته آخرت ۾ ان مان ڪهڙو فائدو ۽ رياءَ واري کي ته آخرت ۽ الله جي رضا مقصود ئي نه ٿي ٿئي.

اُن جو عمل ته ڏيکاءَ ۽ رياءَ جي لاءِ هوندو آهي، اهڙي عمل جو آخرت ۾ ڪهڙو فائدو ۽ ڪافر جا سمورا عمل ضايع آهن.

اهو جيڪڏهن آخرت جي نيت سان ۾ خرچ ڪري ته ڏهن ۾ نفعو حاصل نه ٿو ڪري سگهي.

انهن ماڻهن جي لاءِ اهو مثال بلڪل مطابقت رکي ٿو جيڪو آيت ۾ ذڪر فرمايو ويو آهي ٿو.

۲۱۵ يعني جهڙيءَ طرح برف واري هوا کيتي کي برباد ڪري ڇڏيندي آهي، اهڙيءَ طرح ڪفر صدقي ڪرڻ کي باطل ڪري ڇڏيندو آهي.

۲۱۶ انهن سان دوستي نه رکو، محبت جا تعلقات نه رکو، اهي اعتماد جي قابل نه آهن.

شان نزول:- ڪي مسلمان، يهودين سان قرابت ۽ دوستي ۽ پاڙيسري وغيره تعلقات جي ڪري ميل جول رکندا هئا. انهن جي حق ۾ هيءَ آيت نازل ٿي.

مسئلو:- ڪافرن سان دوستي ۽ محبت ڪرڻ ۽ انهن کي پنهنجو رازدار بڻائڻ ناجائز ۽ منع آهي.

۲۱۷ بغض ۽ ڪينو.

۲۱۸ ته انهن سان دوستي نه رکو.

۲۱۹ رشتيداري ۽ دوستي وغيره تعلقات جي ڪري.



۲۲۰ ۽ ديني مخالفت جي ڪري توهان سان دشمني رکن ٿا. ۲۲۱ ۽ اهي توهان جي ڪتاب تي ايمان نه ٿا رکن. ۲۲۲ هيءَ منافقن جو حال آهي. ۲۲۳ بمير تا برهي اے حسود کيں رنجيست ڪه از مشقت او جز بمرگ نتوان رست.

۲۲۴ ۽ اُن تي اهي ته ڪو بيل ٿين. ۲۲۵ ۽ انهن سان دوستي ۽ محبت نه ڪريو. مسئلو:- هن آيت مان معلوم ٿيو ته دشمن جي مقابلي ۾ صبر ۽ تقويٰ ڪم اچي ٿي.

۲۲۶ بمقام مدينه طيبه اُحد جي ارادي سان.

مَقَاعِدَ لِلْقِتَالِ ؕ وَاللّٰهُ سَمِيْعٌ عَلِيْمٌ ﴿١٢١﴾ اِذْ هَمَّتْ طَّآئِفَتٰنِ

جي مورچن تي بيهاريندي ٢٢٧ ۽ الله ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي. جڏهن اوهان مان ٻن گروهن ٻي همت ٿيڻ

مِنْكُمْ اَنْ تَفْشَلَا ۙ وَاللّٰهُ وَلِيُّهُمَا ؕ وَعَلَى اللّٰهِ فَلْيَتَوَكَّلِ

جو ارادو ڪيو ٢٢٨ ۽ انهن جو الله سنڀاريندڙ وارو آهي ۽ مسلمانن کي الله تي ئي ڀروسو ڪرڻ گهرجي

الْمُؤْمِنُوْنَ ﴿١٢٢﴾ وَلَقَدْ نَصَرَكُمُ اللّٰهُ بِبَدْرٍ وَّاَنْتُمْ اَذِلَّةٌ ۚ فَاتَّقُوا اللّٰهَ

۽ بيشڪ الله اوهان جي بدر ۾ مدد ڪئي جڏهن اوهان بلڪل بي سروسامان هئا ٢٢٩ تنهن ڪري

لَعَلَّكُمْ تَشْكُرُوْنَ ﴿١٢٣﴾ اِذْ تَقُوْلُ لِلْمُؤْمِنِيْنَ اَلَنْ يَّكْفِيَكُمْ

الله کان ڊڄو ته متان اوهان شڪرگذار ٿيو. جڏهن اي محبوب توهان مسلمانن کي فرمايو ٿي ته ڇا توهان کي اهو ڪافي نه آهي ته

اَنْ يُّمِدَّكُمْ رَبُّكُمْ بِثَلٰثَةِ اٰلٰفٍ مِّنَ الْمَلٰٓئِكَةِ مُنْزَلِيْنَ ﴿١٢٤﴾ بَلٰٓى ۙ

توهان جو رب ٽي هزار ملائڪ لاهي توهان جي مدد ڪري.

اِنْ تَصْبِرُوْا وَتَتَّقُوْا وَيَاْتُوْكُمْ مِّنْ فَوْرِهِمْ هٰذَا يُمْدِدْكُمْ

هائو! جيڪڏهن اوهان صبر ۽ تقويٰ ڪريو ۽ ڪافر هڪدم اوهان تي اچي ڪڙڪن ته اوهان جو رب

رَبُّكُمْ بِخَمْسَةِ اٰلٰفٍ مِّنَ الْمَلٰٓئِكَةِ مُسَوِّمِيْنَ ﴿١٢٥﴾ وَمَا جَعَلَهُ

پنج هزار نشان ڪيل ملائڪن ٢٣٠ سان اوهان جي مدد ڪندو. ۽ هيءَ فتح

اللّٰهُ اِلَّا بُشْرٰى لَكُمْ وَلِتَطْمَئِنَّ قُلُوْبُكُمْ بِهٖ ؕ وَمَا النَّصْرُ اِلَّا

الله اوهان جي خوشيءَ لاءِ ڪئي آهي جيئن ان سان اوهان جون دليون مطمئن ٿين ٢٣١ ۽ مدد الله

مِنْ عِنْدِ اللّٰهِ الْعَزِيْزِ الْحَكِيْمِ ﴿١٢٦﴾ لِيَقْطَعَ طَرَفًا مِّنَ الَّذِيْنَ

غالب حڪمت واري جي طرفان ئي آهي. ٢٣٢ جيئن ڪافرن جو هڪ حصو ڪاٽي ڇڏي

كَفَرُوْٓا اَوْ يَكْبِتَهُمْ فَيَنْقَلِبُوْا خَآئِبِيْنَ ﴿١٢٧﴾ لَيْسَ لَكَ مِنَ الْاَمْرِ

٢٣٣ يا انهن کي ذليل ڪري ته اهي ناڪام ٿي موٽي وڃن. هيءَ ڳالهه تنهنجي هٿ نه آهي

شَيْءٌ اَوْ يَتُوْبَ عَلَيْهِمْ اَوْ يُعَذِّبَهُمْ فَاِنَّهُمْ ظٰلِمُوْنَ ﴿١٢٨﴾ وَ

جو يا ته انهن کي توبه جي توفيق ڏئي يا ڪين عذاب ڏئي ڇو ته اهي ظالم آهن. ۽

لِلّٰهِ مَا فِى السَّمٰوٰتِ وَمَا فِى الْاَرْضِ ؕ يَغْفِرُ لِمَنْ يَّشَآءُ وَ

الله جو ئي آهي جو ڪجھ آسمانن ۾ ۽ جيڪي زمين ۾ آهي، جنهن کي گهري معاف ڪري ۽

٢٢٧ جمهور مفسرن جو قول آهي ته هي بيان جنگ اُحد جو آهي، جنهن جو اجمالي واقعو هيءُ آهي ته جنگ بدر ۾ شڪست کائڻ سان ڪافرن کي وڏو ڏک هو. ان ڪري انهن مسلمانن کان بدلي وٺڻ جي ارادي سان وڏو لشڪر مرتب ڪيو ۽ حملو ڪيو. جڏهن رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي خبر ملي ته ڪافرن جو لشڪر اُحد ۾ لٿو آهي ته پاڻ صحابن سان مشورو فرمايائون. ان مشوري ۾ عبدالله بن ابيّ بن سلول کي به گهرايو ويو، جيڪو ان کان اڳ ڪڏهن ڪنهن مشوري جي لاءِ نه گهرايو ويو هو. گهڻن انصارن ۽ عبدالله جي هيءَ راءِ هئي ته حضور جن مديني طيبه ۾ ئي قيام فرمائن ۽ جڏهن ڪافر هتي اچن، تڏهن انهن سان مقابلو ڪيو وڃي. اها سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن جي به مرضي هئي، مگر ڪن صحابن جي راءِ هيءَ ئي ته مديني طيبه کان ٻاهر نڪري لڙڻ گهرجي ۽ انهن انهيءَ تي اصرار ڪيو. سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن حويلي مبارڪ ۾ تشريف وٺي ويا ۽ هٿيارن سان تيار ٿي ٻاهر تشريف وٺي آيا. هاڻ حضور جن کي ڏسي انهن صحابن کي پشيماني ٿي ۽ انهن عرض ڪيو ته الله جا رسول توهان کي راءِ ڏيڻ ۽ ان تي اصرار ڪرڻ اسان جي غلطي آهي، اسان کي معاف فرمايو ۽ جيڪا توهان جي مرضي مبارڪ هجي، اهوئي ڪرڻ فرمايو. حضور جن فرمايو ته نبيءَ کي لائق نه آهي جو هٿيار پهري جنگ کان اڳ لاهي ڇڏي. مُشرڪ اُحد ۾ اربع خميس تي پهتا هئا ۽ رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جمعي جي ڏينهن جمعي جي نماز کان پوءِ هڪ انصاري جي جنازي جي نماز پڙهي روانا ٿيا ۽ ١٥ شوال ٣هـ آچر جي ڏينهن اُحد ۾ پهتا، اتي نزول فرمايائون ۽ پهاڙ جو هڪ حصو جيڪو اسلام جي لشڪر جي پويان هو، تنهن طرف کان انديشو هو ته ڪنهن وقت دشمن پويان اچي حملو ڪري سگهي ٿو، ان ڪري حضور جن عبدالله بن جبير کي پنجاهه تيراندازن سان گڏ اتي مقرر ڪيو ۽ فرمايو ته جيڪڏهن دشمن انهيءَ طرف کان حملو آور ٿئي ته تير هڻي ڪيس دفع ڪيو وڃي ۽ حڪم ڏنو ويو ته ڪنهن به حالت ۾ نه هٽجو ۽ انهيءَ هنڌ کي نه ڇڏجو، توڙي فتح ٿئي يا شڪست. عبدالله بن ابيّ بن سلول منافق، جنهن مديني طيبه ۾ رهي جنگ ڪرڻ جي راءِ ڏني هئي، پنهنجي راءِ جي خلاف ٿيل ڏسي ڪاوڙيو ۽ چوڻ لڳو ته حضور (صلي الله عليه وسلم) جن نوجوان ڇوڪرن جو چوڻ مڃيو ۽ منهنجيءَ راءِ جي پرواهه نه ڪئي. ان (عبدالله بن ابيّ) سان گڏ ٽي سؤ منافق هئا. هن انهن کي چيو ته جڏهن دشمن اسلام جي لشڪر جي سامهون اچي وڃن، ان وقت توهان سڀ پڇڀو ته جيئن اسلام جي لشڪر ۾ پريشاني پيدا ٿئي ۽ اوهان کي ڏسي ٻيا به پڻ پڇي نڪرن. مسلمانن جي لشڪر جو ڪل تعداد اُنهن منافقن سميت هزار هو ۽ مشرڪ ٽي هزار. مقابلو ٿيندي ئي عبدالله بن ابيّ منافق پنهنجن ٽي سؤ منافقن کي وٺي نڪري پيو ۽ حضور جن جا ست سؤ صحابه، حضور جن سان گڏ رهيا. الله تعاليٰ انهن کي ثابت قدم رکيو ايستائين جو مشرڪن کي شڪست ٿي. هاڻ صحابه پڇندي مشرڪن جي پويان پيا ۽ سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن جتي قائم رهڻ جو حڪم فرمايو هو، اتي قائم نه رهيا ته الله تعاليٰ انهن کي هي ڏيکاري ڇڏيو ته بدر ۾ الله ۽ ان جي رسول جي فرمانبرداريءَ جي برڪت سان فتح ٿي هئي، هتي حضور جن جي مخالفت جو نتيجو هي نڪتو ته الله تعاليٰ مُشرڪن جي دلين مان رُعب ۽ هيبت دور فرمائي ۽ موٽيا ۽ مسلمانن کي شڪست ٿي. رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن سان گڏ هڪ جماعت رهي، جنهن ۾ حضرت ابوبڪر، علي، عباس، طلحه ۽ سعد رضي الله تعاليٰ عنهم هئا. انهيءَ جنگ ۾ ڏند مبارڪ شهيد ٿيو ۽ چهري اقدس تي زخم آيو. انهيءَ جي متعلق هيءَ آيت سڳوري نازل ٿي.

٢٢٨ هي ٻئي ٽولا انصارن مان هئا: هڪ بني سلمه خزرج مان ۽ هڪ بني حارثه اَوس مان. اهي ٻئي لشڪر جا ٻانهون هئا. جڏهن عبدالله بن ابيّ بن سلول ميدان جنگ مان پڳو ته انهن به واپس وڃڻ جو ارادو ڪيو. الله تعاليٰ ڪرم فرمايو ۽ انهن کي ان کان محفوظ رکيو ۽ اهي حضور جن سان ثابت قدم رهيا. هتي ان نعمت ۽ احسان جو ذڪر فرمايو آهي. ٢٢٩ توهان جو تعداد به گهٽ هو، توهان وٽ هٿيارن ۽ سوارين جي ڪمي هئي. ٢٣٠ مؤمنن بدر جي ڏينهن صبر ۽ تقويٰ کان ڪم ورتو. الله تعاليٰ وعدي مطابق پنجن هزارن ملائڪن جي مدد موڪلي ۽ مسلمانن جي فتح ۽ ڪافرن جي شڪست ٿي. ٢٣١ ۽ دشمن جي گهڻائي ۽ پنهنجي گهٽتائي کان پريشاني ۽ بي قراري نه ٿئي. ٢٣٢ پوءِ جڳائي ته ٻانهو مسبب الاسباب تي نظر رکي ۽ انهيءَ تي توڪل رکي.

٢٣٣ هن طرح، جو اُنهن جا ٽيهه ٽيهه سردار قتل ٿين ۽ گرفتار ڪيا وڃن، جيئن بدر ۾ پيش آيو.

يُعَذِّبُ مَنْ يَّشَآءُ ؕ وَاللّٰهُ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿۱۲۹﴾ ع يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ

جنهن کي وڻيس سزا ڏئي ۽ الله بخشڻهار باجهارو آهي. اي ايمان وارؤ!

اٰمَنُوْا لَا تَاْكُلُوا الرِّبٰۤوا اَضْعَافًا مُّضٰعَفَةً ۪ وَّ اتَّقُوا اللّٰهَ لَعَلَّكُمْ

وياج ٻيڻو ٽيڻو ٽيڻو نه کائو ۲۳۴ ۽ الله کان ڊڄو مَن اوهان ڇو ٽڪارو حاصل

تُفْلِحُوْنَ ﴿۱۳۰﴾ وَ اتَّقُوا النَّارَ الَّتِيْۤ اُعِدَّتْ لِلْكٰفِرِيْنَ ﴿۱۳۱﴾ وَ اَطِيْعُوا اللّٰهَ

ڪريو. ۽ ان باه کان بچو جيڪا ڪافرن لاءِ تيار ڪئي وئي آهي. ۲۳۵ ۽ الله ۽ رسول

وَ الرَّسُوْلَ لَعَلَّكُمْ تُرْحَمُوْنَ ﴿۱۳۲﴾ وَ سَارِعُوْۤا اِلٰى مَغْفِرَةٍ مِّنْ رَّبِّكُمْ

جي فرمانبرداري ڪريو ۲۳۶ مَن اوهان تي رحم ڪيو وڃي. ڊُڪ ڪريو ۲۳۷ پنهنجي پالڻهار جي بخشش ۽ انهيءَ

وَ جَنَّةٍ عَرْضُهَا السَّمٰوٰتُ وَ الْاَرْضُ ۙ اُعِدَّتْ لِلْمُتَّقِيْنَ ﴿۱۳۳﴾ الَّذِيْنَ

بهشت ڏانهن جنهن جي ويڪر ۾ سڀ آسمان ۽ زمين اچي وڃن. ۲۳۸ جيڪو پرهيزگارن لاءِ تيار ڪيو ويو آهي. ۲۳۹

يُنْفِقُوْنَ فِي السَّرَّآءِ وَ الضَّرَّآءِ وَ الْكٰظِمِيْنَ الْغَيْظَ وَ الْعَافِيْنَ

جيڪي الله ڪارڻ سُک ۽ ڏُک ۲۴۰ ۾ خرچ ڪندا آهن ۽ ڪاوڙ کي کائيندڙ ۽ ماڻهن جي ڏوهه کي معاف

عَنِ النَّاسِ ؕ وَ اللّٰهُ يُحِبُّ الْمُحْسِنِيْنَ ﴿۱۳۴﴾ ج وَ الَّذِيْنَ اِذَا فَعَلُوْا

ڪندڙ آهن ۽ ڀلارا ٻانها الله کي پيارا آهن. ۽ اهي جڏهن ڪا

فَاحِشَةً اَوْ ظَلَمُوْۤا اَنْفُسَهُمْ ذَكَرُوا اللّٰهَ فَاسْتَغْفَرُوْا لِذُنُوْبِهِمْ ۪

بي حيائي يا پاڻ تي ظلم ڪري ويهندا آهن ۲۴۱ ته الله کي ياد ڪري پنهنجن گناهن جي معافي گهرندا آهن ۲۴۲

وَ مَنْ يَّغْفِرُ الذُّنُوْبَ اِلَّا اللّٰهُ ۪ۙ وَ لَمْ يُصِرُّوْا عَلٰى مَا فَعَلُوْا وَ

۽ الله کان سواءِ ڪير گناهه معاف ڪندو ۽ جيڪي ڪيائون تنهن تي ڄاڻي واڻي اصرار

هُمْ يَعْلَمُوْنَ ﴿۱۳۵﴾ اُولٰٓئِكَ جَزَآؤُهُمْ مَّغْفِرَةٌ مِّنْ رَّبِّهِمْ وَ جَنّٰتٌ

نه ڪندا آهن. اهڙن جو اجر سندن رب جي بخشش ۽ باغ آهن ۲۴۳

تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ؕ وَ نِعْمَ اَجْرُ الْعٰمِلِيْنَ ﴿۱۳۶﴾ ؕ

جن جي هيٺان نهرون وهن ٿيون انهن ۾ هميشه رهڻ وارا آهن ۽ ڪمائيندڙن جو ڇيب ڪهڙو نه سٺو آهي ۲۴۴

قَدْ خَلَتْ مِنْ قَبْلِكُمْ سُنَنٌ ۙ فَسِيْرُوْا فِي الْاَرْضِ فَانْظُرُوْا

اوهان کان اڳ ڪجهه طريقا عمل ۾ اچي چڪا آهن ۲۴۵ تنهن ڪري زمين ۾ گهمي ڦري ته ڏسو

منزل ۱

۲۳۴ مسئلو:- هن آيت ۾ وياج جي منع فرمائي وئي، ملامت سان گڏ ان زيادتي تي، جيڪا ان زماني ۾ معمول هئي ته جڏهن واعدي جو وقت ايندو هو ۽ قرضدار وٽ جيڪڏهن ادا جي ڪا صورت نه هوندي هئي ته قرض توڙي مال زياده ڪري مدت وڌائي ويندي هئي ۽ ايئن هر هر ڪندا هئا، جيئن هن ملڪ جا وياج خور ڪن ٿا، ان کي وياج تي وياج چوندا آهن. مسئلو:- هن آيت مان ثابت ٿيو ته ڪبيري گناهه سان ماڻهو ايمان کان خارج نه ٿو ٿئي. ۲۳۵ حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته هن ۾ ايمان وارن کي ديچارڻ آهي ته وياج وغيره جيڪي شيون الله تعالیٰ حرام فرمايون، تن کي حلال نه ڄاڻن، ڇو ته قطعي حرام کي حلال ڄاڻڻ ڪفر آهي. ۲۳۶ جو حضور صلي الله عليه وسلم جن جي اطاعت الله جي اطاعت آهي ۽ رسول جي نافرماني ڪرڻ وارو الله جو فرمانبردار نه ٿو ٿي سگهي. ۲۳۷ توبهه ۽ فرضن جي ادائگي ۽ طاعت ۽ اخلاص عمل اختيار ڪري. ۲۳۸ هيءُ جنت جي ڪشادگيءَ جو بيان آهي. هن لاءِ ته ماڻهو جيئن سمجهي سگهن ڇو ته انهن سڀ کان وڏيڪ جا ڪشادي شيءِ ڏٺي آهي سو آسمان ۽ زمين ئي آهي. ان سان اهو اندازو ڪري سگهن ٿا ته جيڪڏهن آسمان ۽ زمين طبقا طبقا ۽ تهه تهه ڪري ڳنڍيا وڃن ۽ سڀني جو هڪ تهه ڪيو وڃي ته ان سان جنت جي ويڪر جو اندازو ٿئي ٿو ته جنت ڪيتري ويڪري آهي. هرقل بادشاهه سيد عالم صلي الله تعالیٰ عليه وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ لکيو ته جڏهن جنت جي اها ڪشادگي آهي جو آسمان ۽ زمين به ان ۾ اچي وڃن ته پوءِ دوزخ ڪٿي آهي؟ حضور جن (صلي الله عليه وسلم) جواب ۾ فرمايو ته سبحان الله! جڏهن ڏينهن اچي ٿو ته رات ڪٿي ٿي ٿئي. ان نظام بلاغت ڪلام جي معنيٰ نهايت دقيق آهي. ظاهر پهلو هيءُ آهي ته آسماني دُوري جي هڪ پاسي کان ڏينهن حاصل ٿئي ٿو ۽ ان جي سامهون واري پاسي کان رات ٿئي ٿي اهڙيءَ طرح جنت مٿين پاسي ۾ ۽ دوزخ هيٺين پاسي آهي يهودين اهو سوال حضرت عمر رضي الله عنه کان ڪيو هو ته پاڻ سڳورن به اهوئي جواب ڏنو هو. اُن تي انهن چيو ته توريت ۾ به انهيءَ طرح سمجهايو ويو آهي. معنيٰ هيءُ آهي ته الله تعالیٰ جي قدرت ۽ اختيار کان ڪا به ڳالهه ٻاهر نه آهي، جنهن شيءِ کي جتي گهري، رکي. هيءُ انسان جي تنگ نظري آهي جو ڪنهن شيءِ جي ڪشادگيءَ کان حيران ٿي پڇڻ لڳي ٿو ته ايتري وڏي شيءِ ڪٿي سمائبي. حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه کان معلوم ڪيو ويو ته جنت آسمان ۾ آهي يا زمين ۾. فرمايائين ڪهڙي زمين ۽ ڪهڙو آسمان جنهن ۾ جنت سمائجي سگهجي. عرض ڪيو ويو ته پوءِ ڪٿي آهي. فرمايائين آسمانن کان مٿي عرش جي هيٺان. ۲۳۹ هن آيت ۽ ان کان مٿين آيت وَاتَّقُوا النَّارَ الَّتِيْۤ اُعِدَّتْ لِلْكٰفِرِيْنَ مان ثابت ٿيو ته جنت ۽ دوزخ پيدا ٿي چڪا آهن ۽ موجود آهن. ۲۴۰ يعني هر حال ۾ خرچ ڪن ٿا. بخاري ۽ مسلم شريف ۾ حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته، خرچ ڪريو، توهان تي خرچ ڪيو ويندو، يعني خدا جي واٽ ۾ ڏيو، توهان کي الله جي رحمت مان ملندو. ۲۴۱ يعني انهن کان ڪبيرو يا صغيرو گناهه ٿي وڃي. ۲۴۲ ۽ توبهه ڪن ۽ گناهه کان باز اچن ۽ آئنده لاءِ ان کان باز رهڻ جو پڪو واعدو ڪن ته اهو مقبول توبهه جي شرطن مان آهي. ۲۴۳ شان نزول: تيهان ڇوهارا وڪڻندڙ وٽ هڪ سهڻي عورت ڇوهارا خريد ڪرڻ آئي. اُن چيو هي ڇوهارا اُسانڊا نه آهن، عمدا ڇوهارا گهر اندر آهن. ان حيلي سان ان کي گهر ۾ وٺي ويو ۽ ان کي پڪڙي ليٽائي سندس منهن چميائين. عورت چيس ته خدا کان ڊڄ. هي ڇڏي ڏنائين ۽ شرمندو ٿيو ۽ سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿي حال عرض ڪيائين. اُن تي هيءَ آيت نازل ٿي وَالَّذِيْنَ اِذَا فَعَلُوْا. هڪ قول هيءُ آهي ته، هڪ انصاري ۽ هڪ ثقفي جي پاڻ ۾ محبت هئي ۽ ٻنهي هڪٻئي کي ڀاءُ بنايو هو. ثقفي جهاد ۾ ويو هو ۽ پنهنجي گهر جي نگراني پنهنجي انصاري ڀاءُ جي حوالي ڪري ويو هو. هڪ ڏينهن انصاريءَ گوشت آندو ته جڏهن ثقفيءَ جي زال گوشت وٺڻ لاءِ هٿ وڌايو ته انصاري ان جي هٿ کي چميو ۽ چمندي ئي کيس سخت پشيماني ۽ شرمندگي ٿي ۽ جهنگ ۾ هليو ويو. پنهنجي مٿي ۾ مٽي وڌائين ۽ مُنهن تي چنبا هنيائين. جڏهن ثقفي جهاد کان واپس آيو ته ان گهرواريءَ کان انصاريءَ جو حال معلوم ڪيو. ان چيو ته خدا اهڙا ڀائر نه وڌائي ۽ واقعو بيان ڪيو. انصاري پهاڙن ۾ روئندو ۽ بخشش گهرندو ۽ توبهه ڪندو ۽ ڦرندو وتندو هو. ثقفي ان کي ڳولهي سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ آيو. ان جي حق ۾ اهي آيتون نازل ٿيون. ۲۴۴ يعني اطاعت گذارن جي لاءِ ڀلي جزا آهي. ۲۴۵ اڳين اُمتن سان گڏ، جن دنيا جي حرص ۽ ان جي لذتن جي طلب ۾ نبين ۽ رسولن جي مخالفت ڪئي. الله تعالیٰ انهن کي مهلتون ڏنيون، پوءِ به اهي سڌي رستي تي نه آيا ته پوءِ انهن کي هلاڪ ۽ برباد ڪري ڇڏيائين.

كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الْمُكَذِّبِيْنَ ﴿١٣٧﴾ هٰذَا بَيَانٌ لِّلنَّاسِ وَهُدًى

ته ڪوڙ ڀانئيندڙن جي پڇاڙي ڪيئن ٿي ٢٤٦ هي ماڻهن کي پڌائڻ ۽ واٽ ڏيکارڻ ۽

وَّمَوْعِظَةٌ لِّلْمُتَّقِيْنَ ﴿١٣٨﴾ وَلَا تَهِنُوْا وَلَا تَحْزَنُوْا وَاَنْتُمُ

پرهيزگارن کي نصيحت آهي. ۽ نه سستي ڪريو ۽ نه غمگين ٿيو ٢٤٧ اوهان ئي

الْاَعْلَوْنَ اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿١٣٩﴾ اِنْ يَّمْسَسْكُمْ قَرْحٌ فَقَدْ

غالب ٿيندا جيڪڏهن ايمان ڀڪوا ٿو. جيڪڏهن اوهان کي ٢٤٨ ڪا تڪليف پهتي آهي ته اهي به

مَسَّ الْقَوْمَ قَرْحٌ مِّثْلُهٗ ؕ وَتِلْكَ الْاَيَّامُ نُدَاوِلُهَا بَيْنَ النَّاسِ ۚ

اهڙي ئي تڪليف ڏسي چڪا آهن ٢٤٩ ۽ اهي ڏينهن آهن جن ۾ اسان ماڻهن لاءِ وارا رکيا آهن ٢٥٠ ۽

وَلِيَعْلَمَ اللّٰهُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَيَتَّخِذَ مِنْكُمْ شُهَدَآءَ ؕ وَاللّٰهُ لَا

ته جيئن الله ايمان وارن جي سڃاڻ ڪرائي ٢٥١ ۽ اوهان مان ڪن کي شهادت جو رتبو ڏئي ۽ الله

يُحِبُّ الظّٰلِمِيْنَ ﴿١٤٠﴾ وَلِيُمَحِّصَ اللّٰهُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَيَمْحَقَ

ظالمن کي دوست نه رکندو آهي ، ۽ جيئن الله مسلمانن کي کرو کري ٢٥٢ ۽ ڪافرن کي

الْكٰفِرِيْنَ ﴿١٤١﴾ اَمْ حَسِبْتُمْ اَنْ تَدْخُلُوا الْجَنَّةَ وَلَمَّا يَعْلَمِ اللّٰهُ

مٽائي ڇڏي ٢٥٣ ڇا هن گمان ۾ آهيو ته بهشت ۾ ايئن ئي هليا ويندؤ ۽ الله اڃا اوهان جي غازين جو

الَّذِيْنَ جٰهَدُوْا مِنْكُمْ وَيَعْلَمَ الصّٰبِرِيْنَ ﴿١٤٢﴾ وَلَقَدْ كُنْتُمْ تَمَنَّوْنَ

امتحان نه ورتو آهي ۽ نه صبر وارن جي آزمائش ورتي اٿس ٢٥٤ ۽ توهان ته موت جي ملڻ کان اڳ موت

الْمَوْتَ مِنْ قَبْلِ اَنْ تَلْقَوْهُ ۠ فَقَدْ رَاَيْتُمُوْهُ وَاَنْتُمْ تَنْظُرُوْنَ ﴿١٤٣﴾ ع

جي تمنا ڪندا هئا ٢٥٥ تنهن ڪري هاڻ اهو اوهان کي اکين جي آڏو نظر آيو.

وَمَا مُحَمَّدٌ اِلَّا رَسُوْلٌ ۚ قَدْ خَلَتْ مِنْ قَبْلِهِ الرُّسُلُ ؕ اَفَا۟ىِٕنْ مَّاتَ

۽ محمّد ته هڪ رسول آهي ٢٥٦ ان کان اڳ رسول گذري چڪا آهن ٢٥٧ ڇا جيڪڏهن اهو انتقال فرمائي

اَوْ قُتِلَ انْقَلَبْتُمْ عَلٰٓى اَعْقَابِكُمْ ؕ وَمَنْ يَّنْقَلِبْ عَلٰى عَقِبَيْهِ

يا شهيد ٿي وڃي ته اوهان پوئين پير ڦري ويندا ۽ جيڪو پوئين پير ڦري ويندو سو

فَلَنْ يَّضُرَّ اللّٰهَ شَيْئًا ؕ وَسَيَجْزِي اللّٰهُ الشّٰكِرِيْنَ ﴿١٤٤﴾ وَمَا كَانَ

الله جو ڪو نقصان نه ڪندو ۽ سگهو الله شڪرگذارن کي صلو ڏيندو ٢٥٨ ۽ ڪو به شخص

ع ١٤ ١٤ ٥

منزل ١

٢٤٦ ته جيئن توهان کي عبرت ٿئي.

٢٤٧ ان جو جيڪو جنگِ اُحد ۾ پيش آيو.

٢٤٨ جنگِ اُحد ۾.

٢٤٩ جنگِ بدر ۾ باوجود ان جي انهن گهٽ همت نه ڪئي ۽ انهن سان مقابلي ڪرڻ ۾ سستي کان ڪم نه ورتو ته پوءِ توهان کي به سستيءَ ۽ ڪم همتي نه ڪرڻ جڳائي.

٢٥٠ ڪڏهن ڪنهن جو وارو آهي ته ڪڏهن ڪنهن جو.

٢٥١ صبر ۽ اخلاص سان ته انهن کي تڪليف ۽ ناڪامي جڳهه کان نه ٿي هٽائي سگهي ۽ انهن جي ثابت قدمي ۾ لغزش نه ٿي اچي سگهي.

٢٥٢ ۽ انهن کي گناهن کان پاڪ ڪري.

٢٥٣ يعني ڪافرن کان جيڪي مسلمانن کي تڪليفون پهچن ٿيون، اهي ته مسلمانن لاءِ شهادت ۽ پاڪائي آهن ۽ مسلمان جيڪي ڪافرن کي قتل ڪن ٿا اها ڪافرن جي بربادي ۽ تباهي آهي.

٢٥٤ جو الله جي رضا لاءِ ڪيترا زخم کائن ٿا ۽ تڪليف سهن ٿا. ان ۾ انهن تي ڏورايو آهي، جيڪي اُحد جي ڏينهن ڪافرن جي مقابلي کان ڀڳا.

٢٥٥ شانِ نزول :- جڏهن بدر جي شهيدن جا درجا ۽ مرتبا ۽ انهن تي الله تعالىٰ جا انعام ۽ احسان بيان فرمايا ويا ته پوءِ جيڪي مسلمان اتي حاضر نه هئا، انهن کي حسرت ٿي ۽ انهن آرزو ڪئي ته جيڪر ڪنهن جهاد ۾ انهن کي حاضري حاصل ٿئي ۽ شهادت جا درجا ملن، انهن ماڻهن حضور سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن سان اُحد جي جنگ تي وڃڻ لاءِ اصرار ڪيو هو. انهن جي حق ۾ هيءَ آيت نازل ٿي.

٢٥٦ ۽ رسولن جي بعثت جو مقصد رسالت جي تبليغ ۽ حجت جو لازم ڪري ڇڏڻ آهي، نه پنهنجيءَ قوم جي وچ ۾ هميشه موجود رهڻ.

٢٥٧ ۽ انهن جا پيروڪار انهن کان پوءِ به انهن جي دين تي قائم رهيا.

شانِ نزول :- اُحد جي جنگ ۾ جڏهن ڪافرن پڪاريو ته محمّد مصطفىٰ صلى الله عليه وسلم جن شهيد ٿي ويا ۽ شيطان اهو ڪوڙو افواهه مشهور ڪيو، ته صحابه ڪرام کي تمام گهڻو صدمو رسيو ۽ انهن مان ڪي ماڻهو نڪري ڀڳا. وري جڏهن آواز ڏنو ويو ته رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن تشريف رکن ٿا ته صحابه ڪرام جي جماعت واپس آئي. حضور جن انهن کي شڪست تي ملامت ڪئي. انهن عرض ڪيو اسان جا ماءُ پيءُ توهان تي قربان ٿين، توهان جي شهادت جي خبر ٻڌي اسان جون دليون ٽٽي پيون ۽ اسان کان بيهڻ نه ٿيو. اُن تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ فرمايو ويو ته نبين کان پوءِ به اُمتن تي اُنهن جي دين جي تابعداري لازم رهي ٿي. پوءِ جيڪڏهن ايئن هجي ته به حضور جن جي دين جي تابعداري ۽ ان جي حمايت لازم رهندي.

٢٥٨ جيڪو نه ڦري ۽ پنهنجي دين تي قائم رهي. اُنهن کي شڪروارو فرمايائين، ڇو ته اُنهن پنهنجي ثابت قدمي سان اسلام جي نعمت جو شڪر ادا ڪيو. حضرت علي المرتضىٰ رضى الله عنه فرمائيندا هوا ته حضرت ابوبڪر صديق رضى الله عنه امين الشاڪرين (شڪر وارن جو امين) هو.

لِنَفْسٍ اَنْ تَمُوْتَ اِلَّا بِاِذْنِ اللّٰهِ كِتٰبًا مُّؤَجَّلًا ؕ وَمَنْ يُّرِدْ

الله جي حڪم کان سواءِ نہ مري سگهي ٿو ٢٥٩ سيني جو وقت لکيل آهي ٢٦٠ ۽ جيڪو دنيا جو

ثَوَابَ الدُّنْيَا نُؤْتِهٖ مِنْهَا ۚ وَمَنْ يُّرِدْ ثَوَابَ الْاٰخِرَةِ نُؤْتِهٖ

انعام گهرندو ٢٦١ اسان ان کي انهيءَ مان ڏينداسون ۽ جيڪو آخرت جو انعام گهرندو اسان ان کي انهيءَ مان

مِنْهَا ؕ وَسَنَجْزِي الشّٰكِرِيْنَ ﴿١٤٥﴾ وَكَاَيِّنْ مِّنْ نَّبِيٍّ قٰتَلَ ۙ مَعَهٗ

ڏينداسون ٢٦٢ ۽ سگهو اسان شڪرگذارن کي صلو عطا ڪنداسون ۽ ڪيترن ئي نبين جهاد ڪيو انهن سان گڏ گهڻا

رِبِّيُّوْنَ كَثِيْرٌ ۚ فَمَا وَهَنُوْا لِمَآ اَصَابَهُمْ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ وَمَا

خدا وارا هئا پوءِ الله جي واٽ ۾ جيڪي مصيبتون انهن تي آيون تن کان نہ سست ٿيا ۽ نہ

ضَعُفُوْا وَمَا اسْتَكَانُوْا ؕ وَاللّٰهُ يُحِبُّ الصّٰبِرِيْنَ ﴿١٤٦﴾ وَمَا

ڪمزور ٿيا ۽ نہ دبجي ويا ٢٦٣ ۽ صبر وارا الله کي پيارا آهن ۽ انهن کجهه

كَانَ قَوْلَهُمْ اِلَّآ اَنْ قَالُوْا رَبَّنَا اغْفِرْ لَنَا ذُنُوْبَنَا وَاِسْرَافَنَا

نہ چيو سواءِ هن دعا جي ٢٦٤ تہ اي اسان جا پالڻهار اسان جا گناه بخش ۽ جيڪي زيادتيون اسان

فِيْٓ اَمْرِنَا وَثَبِّتْ اَقْدَامَنَا وَانْصُرْنَا عَلَى الْقَوْمِ الْكٰفِرِيْنَ ﴿١٤٧﴾

پنهنجن ڪمن ۾ ڪيون ٢٦٥ سي معاف ڪر اسان جا پير قائم رک ۽ اسان کي ڪافرن تي مدد ڏي. ٢٦٦

فَاٰتٰىهُمُ اللّٰهُ ثَوَابَ الدُّنْيَا وَحُسْنَ ثَوَابِ الْاٰخِرَةِ ؕ وَاللّٰهُ

سو الله انهن کي دنيا جو انعام ڏنو ٢٦٧ ۽ آخرت جي ثواب جي چڱائي ٢٦٨ عطا ڪئي ۽ نيڪيءَ وارا

يُحِبُّ الْمُحْسِنِيْنَ ﴿١٤٨﴾ ع يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اِنْ تُطِيْعُوا الَّذِيْنَ

الله کي پيارا آهن. اي ايمان وارؤ! جيڪڏهن اوهان ڪافرن جي چوڻ تي هليا ٢٦٩

كَفَرُوْا يَرُدُّوْكُمْ عَلٰٓي اَعْقَابِكُمْ فَتَنْقَلِبُوْا خٰسِرِيْنَ ﴿١٤٩﴾ بَلِ اللّٰهُ

تہ اوهان کي پوين پيرن تي موٽائي ڇڏيندا ٢٧٠ پوءِ اوهان نقصان وارا ٿي موٽندا. ٢٧١ بلڪ الله

مَوْلٰىكُمْ ۚ وَهُوَ خَيْرُ النّٰصِرِيْنَ ﴿١٥٠﴾ سَنُلْقِيْ فِيْ قُلُوْبِ الَّذِيْنَ

اوهان جو مولا آهي ۽ اهو سڀ کان ڀلو مددگار آهي. ۽ سگهو اسان ڪافرن جي دلين

كَفَرُوا الرُّعْبَ بِمَآ اَشْرَكُوْا بِاللّٰهِ مَا لَمْ يُنَزِّلْ بِهٖ سُلْطٰنًا ۚ وَ

۾ رعب وجهنداسون ٢٧٢ انهيءَ ڪري جو انهن الله جو شريڪ ٺاهيو جنهن تي انهيءَ دليل نہ لاٿو آهي ۽

منزل ١

٢٥٩ هن ۾ جهاد جي ترغيب آهي ۽ مسلمانن کي دشمن جي مقابلي ۾ مضبوط بنايو ويو تہ ڪو شخص الله جي حڪم بغير نہ مري سگهي ٿو ۽ اهو جنگ ۾ هلاڪ ڪندڙ شين ۾ گهڙي وڃي ۽ جڏهن موت جو وقت اچي ٿو تہ پوءِ ڪاٿي به بچائي نہ ٿي سگهي.

٢٦٠ ان کان اڳتي پوئتي نہ ٿو ٿي سگهي.

٢٦١ ۽ ان کي پنهنجي عمل ۽ طاقت سان دنيا جو حاصل ڪرڻ مقصد هجي.

٢٦٢ هن مان ثابت ٿيو تہ دارومدار نيت تي آهي، جيئن بخاري ۽ مسلم شريف جي حديث ۾ آيو آهي.

٢٦٣ ايئن ئي هر ايماندار کي جڳائي.

٢٦٤ يعني دين جي حمايت ۽ جنگ جي ميدانن ۾ انهن جي زبان تي ڪواهڙو ڪلمو نہ ايندو هو، جنهن ۾ گهٻراهٽ، پريشاني ۽ ڦري وڃڻ جو شڪ شبهو پيدا ٿئي، بلڪ اهي استقلال سان ثابت قدم رهندا ۽ دعا ڪندا هئا.

٢٦٥ يعني سمورا صغيرا ۽ ڪبيرا گناه باوجود ان جي، جو اهي ماڻهو رباني يعني پرهيزگار هئا. پوءِ به گناهن جي پاڻ ڏانهن نسبت ڪرڻ، تواضع ۽ انڪساريءَ جو شان ۽ ٻانهپ جي آداب مان آهي.

٢٦٦ هن مان هي مسئلو معلوم ٿيو تہ ضرورت جي طلب کان اڳ توبهہ ۽ استغفار، دعا جي آداب مان آهي.

٢٦٧ يعني فتح ۽ ڪاميابي ۽ دشمن تي غلبو.

٢٦٨ مغفرت ۽ جنت جي حقدار هجڻ کان زياده انعام ۽ اڪرام.

٢٦٩ توڙي اهي يهودي ۽ نصراني هجن يا منافق ۽ مشرڪ.

٢٧٠ ڪفر ۽ بي ديني جي طرف.

٢٧١ مسئلو:- هن آيت مان معلوم ٿيو تہ مسلمانن تي لازم آهي تہ اهي ڪافرن کان جدائي اختيار ڪن ۽ انهن جي راءِ ۽ مشوري تي هرگز عمل نہ ڪن ۽ انهن جي چوڻ تي نہ هلن.

٢٧٢ اُحد جي جنگ کان واپس ٿيڻ وقت جڏهن ابوسفيان وغيره پنهنجي سپاهين سان گڏ مڪي مڪرم ڏانهن روانا ٿيا تہ ڪين ان تي افسوس ٿيو تہ اسان مسلمانن کي بلڪل ختم ڇو نہ ڪري ڇڏيو.

پاڻ ۾ مشورو ڪيائون ۽ هن ڳالهہ تي آماده ٿيا تہ هلي انهن کي ختم ڪريون. جڏهن سندن اهو ارادو پڪو ٿيو تہ الله تعالىٰ سندن دلين ۾ رعب وڌو ۽ ڪين سخت خوف پيدا ٿيو ۽ اهي مڪي مڪرم جي طرف ئي واپس ٿي ويا. جيتوڻيڪ سبب تہ خاص هو، پر رعب سيني ڪافرن جي دلين ۾ وڌو ويو، جو دنيا جا سمورا ڪافر، مسلمانن کان ڊڄن ٿا ۽ الله تعالىٰ جي فضل سان دين اسلام سيني دينن تي غالب آهي.

مَاْوٰىهُمُ النَّارُ ۚ وَبِئْسَ مَثْوَى الظّٰلِمِيْنَ ﴿۱۵۱﴾ وَلَقَدْ صَدَقَكُمُ

انهن جي رهڻ جي جاءِ دوزخ آهي ۽ بي انصافن جي ڪهڙي ڏ بڇڙي جاءِ آهي ۽ بيشڪ الله اوهان کي

اللّٰهُ وَعْدَهٗٓ اِذْ تَحُسُّوْنَهُمْ بِاِذْنِهٖ ۚ حَتّٰٓى اِذَا فَشِلْتُمْ وَ

پنهنجو واعدو سچو ڪري ڏيکاريو جڏهن اوهان ان جي حڪم سان ڪافرن کي قتل ڪري رهيا هئا ۲۷۳ ايستائين جو اوهان ڪمزوري ڏيکاري

تَنَازَعْتُمْ فِى الْاَمْرِ وَعَصَيْتُمْ مِّنْۢ بَعْدِ مَآ اَرٰىكُمْ مَّا تُحِبُّوْنَ ۭ

حڪم ۾ اختلاف ڪرڻ لڳا ۲۷۴ ۽ اوهان نافرماني ڪئي ۲۷۵ ان بعد جو الله اوهان کي اوهان جي پسند جي ڳالهه ڏيکاري چڪو هو ۲۷۶

مِنْكُمْ مَّنْ يُّرِيْدُ الدُّنْيَا وَمِنْكُمْ مَّنْ يُّرِيْدُ الْاٰخِرَةَ ۚ ثُمَّ

۽ توهان مان ڪنهن دنيا تي ڳهري ۲۷۷ ۽ توهان مان ڪو آخرت جي آرزو رکي پيو ۲۷۸ پوءِ

صَرَفَكُمْ عَنْهُمْ لِيَبْتَلِيَكُمْ ۚ وَلَقَدْ عَفَا عَنْكُمْ ۭ وَاللّٰهُ ذُوْ

انهي اوهان جو منهن انهن کان ڦيرايو ته جيئن اوهان کي آزمائي ۲۷۹ ۽ بيشڪ اوهان کي معاف ڪيو ۽ الله

فَضْلٍ عَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿۱۵۲﴾ اِذْ تُصْعِدُوْنَ وَلَا تَلْوٗنَ عَلٰٓى

مسلمانن تي فضل ڪندو آهي. جڏهن اوهان منهن مٿي ڪري وڃي رهيا هئا ۽ پٺي ڦيرائي ڪنهن کي

اَحَدٍ وَّالرَّسُوْلُ يَدْعُوْكُمْ فِيْٓ اُخْرٰىكُمْ فَاَثَابَكُمْ غَمًّۢا بِغَمٍّ

نه ٿي ڏٺو ۽ پٺيءَ جماعت ۾ اسان جو رسول اوهان کي سڏي رهيو هو ۲۸۰ پوءِ اوهان کي غم جو بدلو غم سان ڏنائين ۲۸۱

لِّكَيْلَا تَحْزَنُوْا عَلٰى مَا فَاتَكُمْ وَلَا مَآ اَصَابَكُمْ ۭ وَاللّٰهُ خَبِيْرٌۢ

۽ معافي انهي ڪري بڌائي جيئن اوهان جي هٿان ويو ۽ جيڪا اوهان تي مصيبت آئي ان جو ڏک نه ڪريو ۽ الله کي اوهان جي

بِمَا تَعْمَلُوْنَ ﴿۱۵۳﴾ ثُمَّ اَنْزَلَ عَلَيْكُمْ مِّنْۢ بَعْدِ الْغَمِّ اَمَنَةً

ڪمن جي خبر آهي. وري غم کان پوءِ اوهان تي آرام جي ننڊ لاٿائين ۲۸۲ جو اوهان جي هڪ

نُّعَاسًا يَّغْشٰى طَاۗىِٕفَةً مِّنْكُمْ ۙ وَطَاۗىِٕفَةٌ قَدْ اَهَمَّتْهُمْ

جماعت کي گهيري رهي هئي ۲۸۳ ۽ هڪ ٽولي کي ۲۸۴ پنهنجي ساهه جي گهٽي پريشان

اَنْفُسُهُمْ يَظُنُّوْنَ بِاللّٰهِ غَيْرَ الْحَقِّ ظَنَّ الْجَاهِلِيَّةِ ۭ يَقُوْلُوْنَ

ڪيو هو ۲۸۵ الله تي بيجا گمان ڪري رهيا هئا ۲۸۶ جاهليت جهڙا گمان - چون ٿا

هَلْ لَّنَا مِنَ الْاَمْرِ مِنْ شَيْءٍ ۭ قُلْ اِنَّ الْاَمْرَ كُلَّهٗ لِلّٰهِ ۭ

ان ڪم ۾ اسان جو ڪو وس به آهي. تون فرماءِ اختيار ته سمورو الله جو آهي. ۲۸۷

۲۷۳ اُحد جي جنگ ۾.

۲۷۴ ڪافرن جي شڪست کان پوءِ حضرت عبدالله بن جبير سان گڏ جيڪي تيرانداز هئا سي پاڻ ۾ چوڻ لڳا ته مُشرڪن کي شڪست ٿي ويئي، هاڻ هتي ويهي ڇا ڪريون. هلو ته ڪجهه غنيمت جو مال هٿ ڪريون. ڪن چيو مرڪز نه ڇڏجي، رسول ڪريم صلی الله عليه وسلم جن تاڪيدن حڪم فرمايو آهي ته توهان پنهنجي جاءِ تي قائم رهجو ۽ ڪنهن به حال ۾ مرڪز نه ڇڏجو، جيستائين منهنجو حڪم نه اچي. مگر ماڻهو غنيمت جي مال هٿ ڪرڻ لاءِ هلڻ لڳا ۽ حضرت عبدالله بن جبير سان گڏ ڏهن کان گهٽ صحابه رهجي ويا.

۲۷۵ جو مرڪز ڇڏي ڏنائون ۽ غنيمت حاصل ڪرڻ ۾ مشغول ٿي ويا.

۲۷۶ يعني ڪافرن جي شڪست.

۲۷۷ جيڪو مرڪز ڇڏي غنيمت لاءِ هليو ويو.

۲۷۸ جيڪو پنهنجي امير عبدالله بن جبير سان گڏ پنهنجي جاءِ تي قائم رهي شهيد ٿيو.

۲۷۹ ۽ مصيبتن تي توهان جي صابر ۽ ثابت قدم رهڻ جو امتحان ٿئي.

۲۸۰ ته خدا جا ٻانهو! منهنجي طرف اچو.

۲۸۱ يعني توهان رسول ڪريم صلی الله عليه وسلم جن جي حڪم جي مخالفت ڪري کين جيڪو غم پهچايو هو، ان جي بدلي ۾ توهان کي شڪست جي غم ۾ مبتلا ڪيائين.

۲۸۲ جيڪو رُعب ۽ خوف دلين ۾ هو، اُن کي الله تعالیٰ دور فرمايو ۽ امن ۽ راحت سان اُنهن تي آرام لاٿائين، ايستائين جو مسلمانن کي خمار اچي ويو ۽ اُنهن تي ننڊ غلبو ڪيو.

حضرت ابو طلحه فرمائي ٿو ته اُحد جي ڏينهن ننڊ اسان تي ڇانئجي وئي. جڏهن ته اسان ميدان ۾ هئاسي، اسان جي هٿن مان تلوار ڪري ٿي پئي. اسان کڻون پيا وري ڪري پوي پئي.

۲۸۳ ۽ اها سچار مؤمن جي جماعت هئي.

۲۸۴ جيڪي منافق هئا. ۲۸۵ ۽ اهي خوف سبب پريشان هئا. الله تعالیٰ ائين مؤمن کي ڪافرن کان هن طرح ممتاز رکيو، جو مؤمنن تي سڪون جي ننڊ غالب هئي ۽ منافق هراس سبب پنهنجي جان ۽ زندگي جي لاءِ پريشان هئا. هي عظيم معجزو هو.

۲۸۶ يعني منافقن جو گمان هو ته الله تعالیٰ محبوب سيّد عالم صلی الله عليه وآله وسلم جن جي مدد نه فرمائيندو يا هيءَ ته پاڻ شهيد ٿي ويا، هاڻي سندن دين باقي نه رهندو.

۲۸۷ فتح، ڪاميابي، قضاءِ تقدير سڀ الله جي اختيار ۾ آهي.

يُخْفُوْنَ فِيْٓ اَنْفُسِهِمْ مَّا لَا يُبْدُوْنَ لَكَ ؕ يَقُوْلُوْنَ لَوْ كَانَ

پنهنجي دلين ۾ لڪائين ٿا ۲۸۸ جيڪو توهان تي ظاهر نٿا ڪن چون ٿا ته جيڪڏهن اسان جو ڪو وس

لَنَا مِنَ الْاَمْرِ شَيْءٌ مَّا قُتِلْنَا هٰهُنَا ؕ قُلْ لَّوْ كُنْتُمْ فِيْ

هجي ها ته ۲۸۹ اسان هت نه ماريا وڃون ها اوهان فرمايو ته جيڪڏهن اوهان پنهنجن

بُيُوْتِكُمْ لَبَرَزَ الَّذِيْنَ كُتِبَ عَلَيْهِمُ الْقَتْلُ اِلٰى مَضَاجِعِهِمْ ۚ

گهرن ۾ هجو ها ته ڏهن ۾ جن جو مارجڻ لکجي چڪو هو سي پنهنجي ڪوس جي جاين تائين نڪري اچن ها ۲۹۰

وَلِيَبْتَلِيَ اللّٰهُ مَا فِيْ صُدُوْرِكُمْ وَلِيُمَحِّصَ مَا فِيْ قُلُوْبِكُمْ ؕ وَ

۽ هن ڪري ته جيئن الله اوهان جي سينن جي ڳالهه آزمائي ۽ جيڪي توهان جي دلين ۾ آهي ۲۹۱ ان کي کولي ظاهر ڪري

اللّٰهُ عَلِيْمٌۢ بِذَاتِ الصُّدُوْرِ ﴿۱۵۴﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ تَوَلَّوْا مِنْكُمْ يَوْمَ

۽ الله دلين جا راز ڄاڻندڙ آهي. ۲۹۲ بيشڪ جيڪي اوهان مان ڦري ويا ۲۹۳

الْتَقَى الْجَمْعٰنِ ۙ اِنَّمَا اسْتَزَلَّهُمُ الشَّيْطٰنُ بِبَعْضِ مَا كَسَبُوْا ۚ

جنهن ڏينهن ٻئي فوجون پاڻ ۾ مليون هيون انهن کي سندن ڪن ڪمن سبب شيطان لغزش ڏني ۲۹۴

وَلَقَدْ عَفَا اللّٰهُ عَنْهُمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ حَلِيْمٌ ﴿۱۵۵﴾ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ

۽ بيشڪ الله انهن کي معافي ڏني بيشڪ الله بخشڻهار ۽ بردبار آهي. اي ايمان

اٰمَنُوْا لَا تَكُوْنُوْا كَالَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَقَالُوْا لِاِخْوَانِهِمْ اِذَا ضَرَبُوْا

وارؤ! انهن ڪافرن ۲۹۵ وانگر نه ٿيو جن پنهنجن ڀائرن بابت چيو جڏهن اهي سفر ۾

فِي الْاَرْضِ اَوْ كَانُوْا غُزًّى لَّوْ كَانُوْا عِنْدَنَا مَا مَاتُوْا وَمَا قُتِلُوْا ۚ

يا جهاد تي ويا ۲۹۶ جيڪڏهن اسان وٽ هجن ها ته نه مرن ها ۽ نه ماريا وڃن ها

لِيَجْعَلَ اللّٰهُ ذٰلِكَ حَسْرَةً فِيْ قُلُوْبِهِمْ ؕ وَاللّٰهُ يُحْيٖ وَيُمِيْتُ ؕ

هن ڪري جو الله ان جو افسوس انهن جي دلين ۾ رکي ۽ الله ئي جيارينڊڙ ۽ مارينڊڙ آهي ۲۹۷

وَاللّٰهُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرٌ ﴿۱۵۶﴾ وَلَئِنْ قُتِلْتُمْ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ

۽ الله اوهان جا ڪم ڏسي رهيو آهي. ۽ بيشڪ جيڪڏهن اوهان الله جي واٽ ۾ ماريا وڃو

اَوْ مُتُّمْ لَمَغْفِرَةٌ مِّنَ اللّٰهِ وَرَحْمَةٌ خَيْرٌ مِّمَّا يَجْمَعُوْنَ ﴿۱۵۷﴾

يا مري وڃو ۲۹۸ ته الله جي بخشش ۽ رحمت ۲۹۹ انهن جي سموري ڌن ۽ دولت کان بهتر آهي. ۽

منزل ۱

ع ۱۶ / ۷

۲۸۸ منافقن جو پنهنجي ڪفر ۽ الله جي وعدي ۾ پنهنجو مُتردد هجڻ ۽ جهاد ۾ مسلمانن سان گڏ اچڻ تي افسوس ٿيڻ.

۲۸۹ ۽ اسان کي سمجهه هجي ها ته اسان گهرکان نه نڪرون ها ۽ مسلمانن سان گڏ مڪي وارن سان لڙائي جي لاءِ نه اچون ها ۽ اسان جا سردار نه ماريا وڃن ها.

پهرئين ڳالهه ڪرڻ وارو عبدالله بن ابيّ بن سلول منافق آهي ۽ ٻئي ڳالهه ڪرڻ وارو معتب بن قشير آهي.

۲۹۰ ۽ گهرن ۾ ويهي رهڻ ڪنهن ڪم نه اچي ها جو ته قضاءِ تقدير جي اڳيان تدبير ۽ حيلو بيڪار آهي.

۲۹۱ اخلاص يا نفاق.

۲۹۲ ان کان ڪجهه لڪل نه آهي ۽ هي آزمائش ٻين کي خبردار ڪرڻ جي لاءِ آهي.

۲۹۳ ۽ اُحد جي جنگ ۾ پٺي ويا ۽ نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن سان گڏ تيرهن يا چوڏهن صحابن کان سواءِ ڪو به باقي نه رهيو.

۲۹۴ جو انهن سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي حڪم کي نه سمجهي مرڪز ڇڏيو.

۲۹۵ يعني ابن ابيّ وغيره منافق.

۲۹۶ ۽ ان سفر ۾ مري ويا يا جهاد ۾ شهيد ٿي ويا.

۲۹۷ موت ۽ زندگي ان جي اختيار ۾ آهي، اهو گهري ته مسافر ۽ غازي کي سلامت موٽائي ۽ گهر ۾ محفوظ ويٺل کي موت ڏئي. ڇا! انهن منافقن وٽ ويهي رهڻ ڪنهن کي موت کان بچائي سگهي ٿو ۽ جهاد ۾ وڃڻ سان ڪڏهن موت لازم آهي ۽ جيڪڏهن ماڻهو جهاد ۾ مارجي ته اهو موت گهر جي موت کان گهڻا درجا ڀلو آهي. انهيءَ ڪري منافقن جو هيءُ قول باطل ۽ فريب وارو آهي ۽ انهن جو مقصد مسلمانن کي جهاد کان نفرت ڏيارڻ آهي، جيئن ايندڙ آيت ۾ ارشاد ٿئي ٿو.

۲۹۸ ۽ فرض ڪريو اها صورت پيش اچي ٿي وڃي جنهن جو توهان کي خوف ڏياريو وڃي ٿو.

۲۹۹ جيڪا خدا جي راهه ۾ مرڻ سان حاصل ٿئي ٿي.

وَلَئِنْ مُّتُّمْ اَوْ قُتِلْتُمْ لَاِ۬لَى اللّٰهِ تُحْشَرُوْنَ ﴿۱۵۸﴾ فَبِمَا رَحْمَةٍ مِّنَ

جيڪڏهن اوهان مري وڃو يا ماريا وڃو ته الله جي طرف آندو آهي ۳۰۰ پوءِ ڪهڙي نه الله جي مهربانيءَ

اللّٰهِ لِنْتَ لَهُمْ ۚ وَلَوْ كُنْتَ فَظًّا غَلِيْظَ الْقَلْبِ لَانْفَضُّوْا مِنْ

آهي جو اي محبوب توهان انهن لاءِ نرم ٿيئو ۳۰۱ ۽ جيڪڏهن توهان سخت مزاج ۽ سخت دل هجو ها ۳۰۲ ته هو ضرور توهان وٽان ٽڙي پکڙي

حَوْلِكَ ۖ فَاعْفُ عَنْهُمْ وَاسْتَغْفِرْ لَهُمْ وَشَاوِرْهُمْ فِى الْاَمْرِ ۚ فَاِذَا

وڃن ها تنهن ڪري توهان انهن کي معاف فرمايو ۽ انهن جي شفاعت ڪريو ۳۰۳ ۽ ڪمن ۾ انهن کان مشورو وٺو

عَزَمْتَ فَتَوَكَّلْ عَلَى اللّٰهِ ۚ اِنَّ اللّٰهَ يُحِبُّ الْمُتَوَكِّلِيْنَ ﴿۱۵۹﴾ اِنْ

۳۰۴ پوءِ جڏهن ڪنهن ڳالهه جو پڪو ارادو ڪريو ته الله تي ڀروسو ڪريو ۳۰۵ بيشڪ توڪل وارا الله کي پيارا آهن.

يَّنْصُرْكُمُ اللّٰهُ فَلَا غَالِبَ لَكُمْ ۚ وَاِنْ يَّخْذُلْكُمْ فَمَنْ ذَا الَّذِىْ

جيڪڏهن اوهان جي الله مدد ڪري ته اوهان تي ڪو غالب اچي سگهندو ۳۰۶ ۽ جيڪڏهن توهان کي ڇڏي ڏي ته پوءِ ڪير توهان جي

يَنْصُرُكُمْ مِّنْ بَعْدِهٖ ۗ وَعَلَى اللّٰهِ فَلْيَتَوَكَّلِ الْمُؤْمِنُوْنَ ﴿۱۶۰﴾ وَمَا

مدد ڪندو ۽ مسلمانن کي الله تي ئي ڀروسو ڪرڻ گهرجي. ۽ ڪنهن

كَانَ لِنَبِىٍّ اَنْ يَّغُلَّ ۚ وَمَنْ يَّغْلُلْ يَاْتِ بِمَا غَلَّ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ۚ

نبي تي ڪجهه لڪائي رکڻ جو گمان نٿو ڪري سگهجي ۳۰۷ ۽ جيڪو ڪجهه لڪائي رکندو سو قيامت ڏينهن پنهنجي لڪايل شيءِ کڻي ايندو

ثُمَّ تُوَفّٰى كُلُّ نَفْسٍ مَّا كَسَبَتْ وَهُمْ لَا يُظْلَمُوْنَ ﴿۱۶۱﴾ اَفَمَنِ اتَّبَعَ

پوءِ هر شخص کي ان جي ڪمائي پوري طرح ڏني ويندي ۽ انهن تي ظلم نه ٿيندو. ته ڇا جيڪو

رِضْوَانَ اللّٰهِ كَمَنْۢ بَآءَ بِسَخَطٍ مِّنَ اللّٰهِ وَمَاْوٰىهُ جَهَنَّمُ ۚ وَبِئْسَ

الله جي رضامندي تي هليو ۳۰۸ اهو انهي جهڙو ٿيندو جنهن الله جو غضب سرتي کنيو ۳۰۹ ۽ ان جي جاءِ دوزخ آهي

الْمَصِيْرُ ﴿۱۶۲﴾ هُمْ دَرَجٰتٌ عِنْدَ اللّٰهِ ۚ وَاللّٰهُ بَصِيْرٌۢ بِمَا يَعْمَلُوْنَ ﴿۱۶۳﴾

۽ موٽڻ جي جاءِ ڪهڙي نه بڇڙي آهي. اهي الله وٽ درجي بدرجي آهن ۳۱۰ ۽ الله انهن جي ڪمن کي ڏسي ٿو.

لَقَدْ مَنَّ اللّٰهُ عَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ اِذْ بَعَثَ فِيْهِمْ رَسُوْلًا مِّنْ

بيشڪ الله جو مسلمانن تي احسان ٿيو ۳۱۱ جو منجهائن ئي ۳۱۲ هڪ

اَنْفُسِهِمْ يَتْلُوْا عَلَيْهِمْ اٰيٰتِهٖ وَيُزَكِّيْهِمْ وَيُعَلِّمُهُمُ الْكِتٰبَ

رسول ۳۱۳ موڪليائين جيڪو انهن تي ان جون آيتون پڙهي ٿو ۳۱۴ ۽ کين پاڪ ڪري ٿو ۳۱۵ ۽ انهن کي ڪتاب ۽ حڪمت

۳۰۰ هتي عبديت جي مقامات جي ٽنهي مقامن جو بيان فرمايو ويو. پهريون مقام هيءُ آهي ته ٻانهو دوزخ جي خوف کان الله جي عبادت ڪري ته ان کي باهه جي عذاب کان امن ڏنو وڃي ٿو. ان جي طرف لَمَغْفِرَةٌ مِّنَ اللّٰهِ ۾ اشارو آهي.

ٻيو قسم اهي ٻانها آهن، جيڪي جنت جي شوق ۾ الله جي عبادت ڪن ٿا. ان جي طرف وَرَحْمَةٌ ۾ اشارو آهي ڇو ته رحمت به جنت جو هڪ نالو آهي.

ٽيون قسم اهي مخلص ٻانها آهن. جيڪي عشقِ الاهي ۽ ان جي ذات پاڪ جي محبت ۾ سندس عبادت ڪن ٿا ۽ انهن جو مقصد فقط ان جي ذات کان سواءِ ٻيو ڪجهه نه هوندو آهي. انهن کي الله تعالیٰ پنهنجي ڪرامت جي دائري ۾ پنهنجي تجلي سان نوازيندو. ان جي طرف لَاِلَى اللّٰهِ تُحْشَرُوْنَ ۾ اشارو آهي.

۳۰۱ ۽ توهان جي طبيعت ۾ ايترو قدر لطف وڪرم ۽ رأفت ۽ رحمت ٿي جو اُحد جي ڏينهن غضب نه فرمايو.

۳۰۲ ۽ سختيءَ ۽ شوخيءَ کان ڪم وٺو ها.

۳۰۳ ته جيئن الله تعالیٰ معاف ڪري.

۳۰۴ جو ان ۾ انهن جي دلداري به آهي ۽ عزت افزائي به ۽ هيءُ فائدو به ته مشورو سنت ٿي ويندو ۽ آئنده اُمت ان مان نفعو حاصل ڪندي رهندي. مشوري جي معنیٰ آهي ڪنهن امر ۾ راءِ معلوم ڪرڻ.

مسئلو:- هن مان اجتهاد جو جواز ۽ قياس جو حجت هجڻ ثابت ٿيو. (مدارڪ ۽ خازن).

۳۰۵ توڪل جي معنیٰ آهي الله تعالیٰ تي اعتماد ڪرڻ ۽ ڪمن کي ان جي حوالي ڪري ڇڏڻ. مقصد هيءُ آهي ته ٻانهي جو اعتماد سڀني ڪمن ۾ الله تي هئڻ گهرجي. مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته مشورو، توڪل جي خلاف نه آهي.

۳۰۶ ۽ الله تعالیٰ جي مدد اوهان لاءِ ٿي، جيڪو پنهنجي قوت ۽ طاقت تي ڀروسو نٿو ڪري. الله جي قدرت ۽ رحمت جو اميدوار رهي ٿو.

۳۰۷ ڇو ته اهو نبوت جي شان جي خلاف آهي ۽ نبي سڀ سڀ معصوم آهن، انهن کان ائين ممڪن نه آهي، نه وحي ۾ نه غير وحي ۾ ۽ جيڪو شخص ڪجهه لڪائي رکي، ان جو حڪم هن آيت ۾ ئي اڳتي بيان فرمايو وڃي



۳۰۸ ۽ اُن جي اطاعت جي نافرمانيءَ کان بچيو، جيئن مهاجر ۽ انصار ۽ امت جا ٻانها. ۳۰۹ يعني الله جو نافرمان ٿيو، جيئن منافق ۽ ڪافر. ۳۱۰ هر هڪ جي منزل ۽ انجو مقام جدا آهي، نيڪ جو الڳ، بڇڙي جو الڳ.

۳۱۱ منت وڏي نعمت کي چوندا آهن ۽ بيشڪ سيّد عالم صلی الله عليه وسلم جن جي بعثت وڏي نعمت آهي ڇو ته خلق جي پيدائش جهالت، سوچ جي ناموجودگي، سمجهه جي گهٽتائي ۽ عقل جي ڪمي تي آهي. تڏهن الله تعالیٰ، رسول ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن کي انهن ۾ مبعوث فرمائي کين گمراهيءَ کان ڇوٽڪارو ڏنو ۽ حضور اقدس جي صدقي انهن کي روشنائي عطا فرمائي جهالت (جي اونداهيءَ) کان ڪڍيو ۽ سندن صدقي ۾ صحيح واٽ جي هدايت فرمائي ۽ سندن طفيلي گهڻيون نعمتون عطا فرمايون.

۳۱۲ يعني انهن جي حال تي شفقت ۽ ڪرم فرمائڻ وارو ۽ انهن جي لاءِ فخر ۽ شرف جو باعث، جنهن جي احوال، زهد، پرهيزگاري، سچائي ديانتداري، سهڻين خصلتن ۽ اخلاق حميده کان اهي واقف آهن.

۳۱۳ سيّد عالم صلی الله عليه وسلم.

۳۱۴ ۽ اُن جو ڪتاب قرآن مجيد فرقان حميد کين ٻڌائي ٿو، جيترو ٽيڪ اُنهن جا ڪن اڳ ڪڏهن حق جي ڪلام ۽ آسماني وحيءَ کان واقف نه ٿيا هئا.

وَالۡحِكۡمَةَ ۚ وَاِنۡ كَانُوۡا مِنۡ قَبۡلُ لَفِىۡ ضَلٰلٍ مُّبِيۡنٍ ﴿١٦٤﴾ اَوَلَمَّاۤ
سيکاري ٿو ٣١٦ ۽ اهي ان کان اڳ يقيناً کليل گمراهيءَ ۾ هئا. ٣١٧ ڇا جڏهن
اَصَابَتۡكُمۡ مُّصِيۡبَةٌ قَدۡ اَصَبۡتُمۡ مِّثۡلَيۡهَا ۙ قُلۡتُمۡ اَنّٰى هٰذَا ؕ قُلۡ
اوهان کي ڪا تڪليف پهچي ٣١٨ جو ان کان ٻيڻي تڪليف اوهان پهچائي چُڪا آهيو ٣١٩ ته چوڻ لڳو ته ڪٿان آئي ٣٢٠
هُوَ مِنۡ عِنۡدِ اَنۡفُسِكُمۡ ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَلٰى كُلِّ شَىۡءٍ قَدِيۡرٌ ﴿١٦٥﴾ وَمَاۤ
توهان فرمايو ته اها توهان جي طرف کان آئي ٣٢١ بيشڪ الله سڀ ڪجهه ڪري سگهي ٿو. ۽ اها
اَصَابَكُمۡ يَوۡمَ الۡتَقَى الۡجَمۡعٰنِ فَبِاِذۡنِ اللّٰهِ وَلِيَعۡلَمَ الۡمُؤۡمِنِيۡنَ ﴿١٦٦﴾
مصيبت جيڪا اوهان تي ٣٢٢ ٻنهي فوجن جي گڏجڻ واري ڏينهن آئي ٣٢٣ سا الله جي حڪم سان هئي ته جيئن مؤمنن جي سڃاڻپ ڪرائي
وَلِيَعۡلَمَ الَّذِيۡنَ نَافَقُوۡا ۚۖ وَقِيۡلَ لَهُمۡ تَعَالَوۡا قَاتِلُوۡا فِىۡ سَبِيۡلِ
۽ هن ڪري ته جيڪي منافق آهن تن جي ڄاڻ ڪرائي ٣٢٤ ۽ انهن کي ٣٢٥ چيو ويو ته اچو ٣٢٦ الله جي واٽ ۾
اللّٰهِ اَوِ ادۡفَعُوۡا ؕ قَالُوۡا لَوۡ نَعۡلَمُ قِتَالًا لَّا تَّبَعۡنٰكُمۡ ؕ هُمۡ لِلۡكُفۡرِ
وڙهو يا دشمن کي هٽايو ٣٢٧ چيائون جيڪڏهن اسان کي جنگ ٿيڻ جي خبر هجي ها ته ضرور اوهان جو ساٿ ڏيون ها ان ڏينهن ظاهري
يَوۡمَئِذٍ اَقۡرَبُ مِنۡهُمۡ لِلۡاِيۡمَانِ ۚ يَقُوۡلُوۡنَ بِاَفۡوَاهِهِمۡ مَّا لَيۡسَ
ايمان جي نسبت کليل ڪفر جي وڌيڪ ويجهو آهن پنهنجي وات سان چون ٿا جيڪو انهن جي
فِىۡ قُلُوۡبِهِمۡ ؕ وَاللّٰهُ اَعۡلَمُ بِمَا يَكۡتُمُوۡنَ ﴿١٦٧﴾ ۚ اَلَّذِيۡنَ قَالُوۡا لِاِخۡوَانِهِمۡ
دل ۾ نه آهي ۽ الله کي معلوم آهي جيڪي لڪائي رهيا آهن ٣٢٨ جن پنهنجن ڀائرن جي باري ۾ ٣٢٩
وَقَعَدُوۡا لَوۡ اَطَاعُوۡنَا مَا قُتِلُوۡا ؕ قُلۡ فَادۡرَءُوۡا عَنۡ اَنۡفُسِكُمُ
چيو ۽ پاڻ ويهي رهيا ته جي هو اسان جو چيو مڃين ها ته نه مارجن ها ٣٣٠ توهان فرمايو پاڻ کان
الۡمَوۡتَ اِنۡ كُنۡتُمۡ صٰدِقِيۡنَ ﴿١٦٨﴾ وَلَا تَحۡسَبَنَّ الَّذِيۡنَ قُتِلُوۡا فِىۡ
موت ٽاريو جيڪڏهن سچا آهيو. ٣٣١ ۽ جيڪي الله جي واٽ ۾ ماريا ويا ٣٣٢
سَبِيۡلِ اللّٰهِ اَمۡوَاتًا ؕ بَلۡ اَحۡيَآءٌ عِنۡدَ رَبِّهِمۡ يُرۡزَقُوۡنَ ﴿١٦٩﴾ فَرِحِيۡنَ
تن کي هرگز مُئل خيال نه ڪريو بلڪ اهي پنهنجي پالڻهار وٽ زنده آهن روزي ملين ٿي ٣٣٣ جيڪو انهن
بِمَاۤ اٰتٰهُمُ اللّٰهُ مِنۡ فَضۡلِهٖ ۙ وَيَسۡتَبۡشِرُوۡنَ بِالَّذِيۡنَ لَمۡ يَلۡحَقُوۡا
کي الله پنهنجي فضل سان ڏنو ٣٣٤ ان تي خوش آهن ۽ خوشيون ملهائي رهيا آهن پنهنجن پوين جو جيڪي انهن سان



النصف

٣١٥ ڪفر ۽ گمراهي، محرمات ۽ گناهن جي مرتڪب ٿيڻ، ناپسند خصلتن، خراب اسباب ۽ نفساني اونداهين کان.

٣١٦ ۽ نفس جي عملي ۽ علمي قوت ٻنهي جي تڪميل فرمائي ٿو.

٣١٧ جو حق ۽ باطل، نيڪ ۽ بُري ۾ فرق نه رکندا هئا ۽ جهالت جي اونداهيءَ ۾ مبتلا هئا.

٣١٨ جهڙي اُحد جي جنگ ۾ پهتي، جو توهان مان ستر قتل ٿيا.

٣١٩ بدر ۾، جو توهان ستر کي قتل ڪيو، ستر کي گرفتار ڪيو.

٣٢٠ ۽ چوپهتي، جڏهن ته اسين مسلمان آهيون ۽ اسان ۾ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن تشريف فرما آهن.

٣٢١ جو توهان رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي مرضيءَ جي خلاف مديني طيبه کان ٻاهر نڪري جنگ ڪرڻ تي اصرار ڪيو، پوءِ اُتي پهچڻ کان پوءِ حضور جن جي سخت منع هوندي به غنيمت جي لاءِ مرڪز ڇڏيو. اهوئي توهان جي قتل ۽ شڪست جو سبب ٿيو.

٣٢٢ اُحد ۾

٣٢٣ مؤمنن ۽ مُشرڪن کي.

٣٢٤ يعني مؤمن ۽ منافق ممتاز ٿي ويا.

٣٢٥ يعني عبدالله بن ابيَّ بن سلول وغيره منافقن کي.

٣٢٦ مسلمانن جو تعداد وڌائڻ ۽ دين جي حفاظت جي لاءِ.

٣٢٧ پنهنجي اهل ۽ مال کي بچائڻ جي لاءِ.

٣٢٨ يعني نفاق.

٣٢٩ يعني اُحد جا شهيد، جيڪي نسبي طور اُنهن جا ڀائر هئا انهن جي حق ۾ عبدالله بن ابيّ وغيره منافقن.

٣٣٠ ۽ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن سان گڏ جهاد ۾ نه وڃن ها ته اتان موٽي اچن ها.

٣٣١ روايت آهي ته جنهن ڏينهن منافقن اها ڳالهه ڪئي، انهيءَ ڏينهن ستر منافق مري ويا.

٣٣٢ شان نزول:- گهڻن مفسرن جو قول آهي ته هيءَ آيت اُحد جي شهيدن جي حق ۾ نازل ٿي. حضرت ابن عباس رضی الله عنهما کان روايت آهي ته سيدعالم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو ته جڏهن توهان جا ڀائر اُحد ۾ شهيد ٿيا، الله تعالىٰ انهن جي روحن کي ساون پکين جا قالب عطا فرمايا، اهي جنتي نهرن تي سير ڪندا ڦرن ٿا، جنتي ميوا کائن ٿا. سونهري لالٽين، جيڪي عرش جي هيٺان لٽڪيل آهن، اُنهن ۾ رهن ٿا. جڏهن انهن کائڻ، پيئڻ ۽ رهڻ جا عيش حاصل ڪيا ته عرض ڪيائون ته اسان جي ڀائرن کي ڪير خبر ڏئي ته اسان جنت ۾ زنده آهيون ته جيئن اهي جنت کان بي رغبتي نه ڪن ۽ جنگ کان نٽائي ويهي نه رهن. الله تعالىٰ فرمايو، مان اُنهن کي توهان جي خبر پهچائيندس. پوءِ هيءَ آيت نازل فرمايائين. (ابوداؤد). هن مان ثابت ٿيو ته روح باقي آهن، جسم جي فنا ٿيڻ سان فنا نه ٿا ٿين.

٣٣٣ ۽ جيئرن وانگر کائن، پيئن ۽ عيش ڪن ٿا. آيت جو ميلاپ هن ڳالهه تي دلالت ڪري ٿو ته زندگي روح ۽ جسم ٻنهي جي لاءِ آهي. عالمن فرمايو ته شهيدن جا جسم قبرن اندر محفوظ رهن ٿا، انهن کي مٽي نقصان نٿي پهچائي. صحابه ڪرام جي زماني ۾ ۽ ان کان پوءِ اڪثر معائنو ٿيو آهي ته ڪنهن وقت جيڪڏهن شهيدن جون قبرون کُليون ته اُنهن جا جسم تروتازه ڏٺا ويا (خازن وغيره).

٣٣٤ فضل وڪرامت ۽ انعام واحسان. موت کان پوءِ زندگي ڏنائين، پنهنجو مقرب فرمايائين، جنت جو رزق ۽ اُن جون نعمتون عطا فرمايائين ۽ اُنهن منزلن حاصل ڪرڻ لاءِ شهيد ٿيڻ جي توفيق ڏنائين.

بِهِمْ مِّنْ خَلْفِهِمْ ۙ اَلَّا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ﴿۱۷۰﴾
نہ مليا آهن ۳۳۵ تہ انهن تي نہ ڪو ڊپ ۽ نہ ڪو غم آهي .

يَسْتَبْشِرُوْنَ بِنِعْمَةٍ مِّنَ اللّٰهِ وَفَضْلٍ ۙ وَّاَنَّ اللّٰهَ لَا يُضِيْعُ
الله جي نعمت ۽ فضل جون خوشيون ملهائين ٿا ۽ هي تہ الله مسلمانن جو اجر ضايع نہ

اَجْرَ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿۱۷۱﴾ اَلَّذِيْنَ اسْتَجَابُوْا لِلّٰهِ وَالرَّسُوْلِ مِنْۢ بَعْدِ مَآ
ڪندو آهي. ۳۳۶ جيڪي الله ۽ رسول جي سڏ تي پاڻ کي زخم پهچڻ کان پوءِ بہ حاضر ٿيا

اَصَابَهُمُ الْقَرْحُ ۛ لِلَّذِيْنَ اَحْسَنُوْا مِنْهُمْ وَاتَّقَوْا اَجْرٌ عَظِيْمٌ ﴿۱۷۲﴾
۳۳۷ انهن جي نيڪوڪارن ۽ پرهيزگارن لاءِ وڏو ثواب آهي .

اَلَّذِيْنَ قَالَ لَهُمُ النَّاسُ اِنَّ النَّاسَ قَدْ جَمَعُوْا لَكُمْ فَاخْشَوْهُمْ
جن کي ماڻهن چيو تہ ۳۳۸ ماڻهن اوهان ۳۳۹ لاءِ جٿو گڏ ڪيو آهي تنهنڪري انهن کان ڊڄو نہ

فَزَادَهُمْ اِيْمَانًا ۖ وَّقَالُوْا حَسْبُنَا اللّٰهُ وَنِعْمَ الْوَكِيْلُ ﴿۱۷۳﴾ فَانْقَلَبُوْا
ويتر انهن جو ايمان وڌيو ۽ چيائون تہ الله اسان کي ڪافي آهي ۽ ڪهڙو نہ سٺو ڪارساز آهي. ۳۴۰ ۽ الله جي احسان

بِنِعْمَةٍ مِّنَ اللّٰهِ وَفَضْلٍ لَّمْ يَمْسَسْهُمْ سُوْٓءٌ ۙ وَّاتَّبَعُوْا رِضْوَانَ اللّٰهِ ۗ
۽ فضل سان موٽيا ۳۴۱ ڪين ڪا برائي کين پهتي ۽ رب جي رضا تي هليا ۳۴۲

وَاللّٰهُ ذُوْ فَضْلٍ عَظِيْمٍ ﴿۱۷۴﴾ اِنَّمَا ذٰلِكُمُ الشَّيْطٰنُ يُخَوِّفُ
۽ الله وڏي فضل وارو آهي. ۳۴۳ اهو تہ شيطان ئي آهي جيڪو پنهنجي دوستن کان تہ مڪائيندو آهي.

اَوْلِيَآءَهٗ ۪ فَلَا تَخَافُوْهُمْ وَخَافُوْنِ اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿۱۷۵﴾
۳۴۴ سو انهن کان نہ ڊڄو ۳۴۵ ۽ مون کان ڊڄو جيڪڏهن ايمان وارا آهيو. ۳۴۶

وَلَا يَحْزُنْكَ الَّذِيْنَ يُسَارِعُوْنَ فِى الْكُفْرِ ۚ اِنَّهُمْ لَنْ يَّضُرُّوا
۽ اي محبوب! تو هان انهن جو ڪو ڏک نہ ڪر جيڪي ڪفر ڏانهن ڊوڙن ٿا ۳۴۷ اهي الله جو ڪجهہ بہ نہ

اللّٰهَ شَيْـًٔا ۗ يُرِيْدُ اللّٰهُ اَلَّا يَجْعَلَ لَهُمْ حَظًّا فِى الْاٰخِرَةِ ۚ وَلَهُمْ
بگاڙيندا ۽ الله گهري ٿو تہ آخرت ۾ انهن جو ڪو حصو نہ رکي ۳۴۸ ۽ انهن لاءِ

عَذَابٌ عَظِيْمٌ ﴿۱۷۶﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ اشْتَرَوُا الْكُفْرَ بِالْاِيْمَانِ لَنْ
وڏو عذاب آهي. جن ايمان جي بدلي ڪفر ورتو ۳۴۹ سي الله جو

منزل ۱

۳۳۵ ۽ دنيا ۾ اهي ايمان ۽ پرهيزگاري تي آهن، جڏهن شهيد ٿيندا، انهن سان ملندا ۽ قيامت جي ڏينهن امن ۽ آرام سان اُٿاريا ويندا.

۳۳۶ بخاري ۽ مسلم شريف جي حديث پاڪ ۾ آهي، حضور اقدس صلی اللہ علیہ وسلم جن فرمايو، جنهن کي خدا جي راهہ ۾ زخم لڳو، اهو قيامت جي ڏينهن ايئن ئي ايندو جيئن زخم لڳڻ جي وقت هو. ان جي خون ۾ مُشڪ جي خوشبو ۽ هوندي اُن جو رنگ ساڳيو هوندو. ترمذي ۽ نسائي جي حديث ۾ آهي تہ شهيد کي قتل ٿيڻ وقت تڪليف نہ ٿي ٿئي مگر ايتري، جهڙي ڪنهن کي هڪ ننڍ اچي. مسلم شريف جي حديث ۾ آهي تہ شهيد جا سمورا گناهہ، قرض کان سواءِ معاف ڪيا وڃن ٿا.

۳۳۷ شان نزول :- اُحد جي جنگ کان فارغ ٿيڻ بعد جڏهن ابوسفيان پنهنجي ساٿين سان گڏ روحاء جي مقام تي پهتو تہ انهن کي افسوس ٿيو تہ اهي واپس ڇو آيا ۽ انهن مسلمانن کي بلڪل ختم ڇو نہ ڪيو! اهو خيال ڪري انهن وري واپس ٿيڻ جو ارادو ڪيو. سيد عالم صلی اللہ علیہ وسلم جن، ابوسفيان جي تعاقب جي لاءِ پنهنجي روانگيءَ جو اعلان فرمايو. صحابہ ڪرام جي هڪ جماعت (جن جو تعداد ستر هو ۽ جيڪي جنگ اُحد جي زخمن ڪاڇو رٿيل هئا) حضور جن جي اعلان تي حاضر ٿي. حضور جن ان جماعت کي وٺي ابوسفيان جي تعاقب ۾ روانا ٿي ويا. حضور جن جڏهن حمراء الاسد جي مقام تي پهتا جيڪو مديني پاڪ کان اٺن ميلن تي آهي، تہ اتي معلوم ٿيو مُشرڪ مرعوب ۽ خوفزده ٿي ڀڄي ويا. اُن واقعي جي متعلق هيءَ آيت نازل ٿي.

۳۳۸ يعني نعيم بن مسعود اشجعي.

۳۳۹ يعني ابوسفيان وغيره مُشرڪ.

۳۴۰ شان نزول :- اُحد جي جنگ کان واپس ٿيندي ابوسفيان سيد عالم صلی اللہ علیہ وسلم جن کي پڪاري چيو هو تہ ايندڙ سال اسان ۽ توهان جي بدر جي مقام ۾ جنگ ٿيندي. حضور جن ان جي جواب ۾ فرمايو انشاءَالله. جڏهن اهو وقت آيو ۽ ابوسفيان مڪي وارن کي وٺي جنگ جي لاءِ روانو ٿيو تہ الله تعالیٰ انهن جي دلين ۾ خوف وڌو ۽ انهن واپس ٿي وڃڻ جو ارادو ڪيو. اُن موقعي تي ابوسفيان جي نعيم بن مسعود اشجعيءَ سان ملاقات ٿي، جيڪو عمرو ڪرڻ آيو هو. ابوسفيان ان کي چيو تہ اي نعيم! هن زماني ۾ منهنجي لڙائي بدر جي مقام ۾ محمّد مصطفیٰ صلی اللہ علیہ وسلم جن سان طي ٿي چُڪي آهي، هِن وقت مون کي اهو مناسب لڳي ٿو تہ مان جنگ ۾ نہ وڃان ۽ واپس ٿيان. تون مديني وڃ ۽ تدبير سان مسلمانن کي جنگ جي ميدان ۾ وڃڻ کان روڪي ڇڏ تہ اُن جي عيوض مان توکي ڏهہ اُٺ ڏيندس. نعيم مديني پهچي ڏٺو تہ مسلمان جنگ جي تياري ڪري رهيا آهن، هو انهن کي چوڻ لڳو تہ توهان جنگ لاءِ وڃڻ چاهيو ٿا، مڪي وارن توهان لاءِ وڏو لشڪر جمع ڪيا آهن. خدا جو قسم توهان ۾ مان هڪ بہ موٽي نہ ايندو. سيّد عالم صلی اللہ علیہ وسلم جن فرمايو تہ خدا جو قسم! مان ضرور ويندس چاهي مون سان گڏ ڪو بہ نہ هجي. پوءِ حضور جن ستر سوارن کي ساڻ ڪري حَسْبُنَا اللّٰهُ وَنِعْمَ الْوَكِيْلُ پڙهندي روانا ٿيا ۽ بدر ۾ پهتا. اتي اٺ راتيون قيام ڪيائون، تجارت جو مال جيڪو گڏ هو سو وڪيائون. کين گهڻو نفعو ٿيو ۽ سالم غانم مديني طيبہ واپس ٿيا جنگ نہ ٿي ۽ ڇو تہ ابوسفيان ۽ مڪي وارا خوفزده ٿي مڪي شريف موٽي ويا هئا. ان واقعي متعلق هي آيت نازل ٿي. ۳۴۱ امن ۽ عافيت سان واپار جو نفعو حاصل ڪري. ۳۴۲ ۽ دشمن جي مقابلي جي لاءِ جرأت سان نڪتا ۽ جهاد جو ثواب حاصل ڪيائون. ۳۴۳ جوان رسول الله صلی اللہ علیہ وسلم جن جي تابعداري ۽ جهاد جي آماديءَ جي توفيق ڏني ۽ مُشرڪن کي دلين ۾ خوف وجهي ڇڏيائين، اهو مقابلي جي همت ساري نہ سگهيا ۽ رستي مان ئي واپس ٿي ويا. ۳۴۴ ۽ مسلمانن کي مشرڪن جي گهڻائيءَ کان ڊيڄاري ٿو. جيئن نعيم بن مسعود اشجعيءَ ڪيو. ۳۴۵ يعني منافق ۽ مُشرڪ، جيڪي شيطان جا دوست آهن، تن جو خوف نہ ڪريو. ۳۴۶ ڇو تہ ايمان جي تقاضا ئي اِها آهي تہ ٻانهي کي خدا جو ئي خوف هجي. ۳۴۷ تو ڀري اهي قريش ڪافر هجن يا منافق يا يهودين جا رئيس يا مرتد، اهي توهان جي مقابلي ۾ ڪيترو ئي لشڪر گڏ ڪن. ڪامياب نہ ٿيندا. ۳۴۸ هن ۾ قدريہ ۽ معتزلہ جو رد آهي ۽ آيت جو دليل هن ڳالھ تي آهي تہ خير ۽ شر بہ الله جي ارادي سان آهي. ۳۴۹ يعني منافق، جيڪي ايمان جي ڪلمي پڙهڻ کان پوءِ ڪافر ٿيا يا اهي ماڻهو جيڪي ايمان تي قادر هجڻ جي باوجود ڪافر ئي رهيا ۽ ايمان نہ آندائون.

يَّضُرُّوا اللّٰهَ شَيْـًٔا ؕ وَلَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿۱۷۷﴾ وَلَا يَحْسَبَنَّ الَّذِيْنَ

کجھ نہ بگاڙيندا ۽ انھن لاءِ دردناڪ عذاب آھي. ۽ ڪافر ھرگز ھن گمان ۾

كَفَرُوْۤا اَنَّمَا نُمْلِيْ لَهُمْ خَيْرٌ لِّاَنْفُسِهِمْ ؕ اِنَّمَا نُمْلِيْ لَهُمْ لِيَزْدَادُوْۤا

نہ رھن تہ جيڪا اسان انھن کي مھلت ڏيندا آھيون اھا انھن لاءِ بھتر آھي اسان انھن کي ھن ڪري ڍر ڏيندا آھيون تہ جيئن گناھ ۾

اِثْمًا ۚ وَلَهُمْ عَذَابٌ مُّهِيْنٌ ﴿۱۷۸﴾ مَا كَانَ اللّٰهُ لِيَذَرَ الْمُؤْمِنِيْنَ

وڌن ۳۵۰ ۽ انھن لاءِ خوار ڪندڙ عذاب آھي. اللّٰہ مسلمانن کي ان حال تي ڇڏڻ وارو نہ آھي

عَلٰى مَاۤ اَنْتُمْ عَلَيْهِ حَتّٰى يَمِيْزَ الْخَبِيْثَ مِنَ الطَّيِّبِ ؕ وَمَا كَانَ

جنھن تي اوھان آھيو ۳۵۱ تان جو ڪني کي ۳۵۲ سُٺي کان جدا نہ ڪري ۳۵۳ ۽ اللّٰہ جو

اللّٰهُ لِيُطْلِعَكُمْ عَلَى الْغَيْبِ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ يَجْتَبِيْ مِنْ رُّسُلِهٖ

ھي شان نہ آھي جو اي عام انسانو! اوھان کي غيب جو علم ڏيئي ڇڏي ھا، اللّٰہ پنھنجن رسولن مان جنھن کي گھرندو تنھن کي چونڊيندو آھي

مَنْ يَّشَآءُ ۠ فَاٰمِنُوْا بِاللّٰهِ وَرُسُلِهٖ ۚ وَاِنْ تُؤْمِنُوْا وَتَتَّقُوْا فَلَكُمْ

۳۵۴ تنھن ڪري اللّٰہ ۽ ان جي رسولن تي ايمان آڻيو ۽ جيڪڏھن ايمان آڻيندا ۳۵۵ ۽ پرھيزگار ٿيندا تہ اوھان لاءِ

اَجْرٌ عَظِيْمٌ ﴿۱۷۹﴾ وَلَا يَحْسَبَنَّ الَّذِيْنَ يَبْخَلُوْنَ بِمَاۤ اٰتٰىهُمُ اللّٰهُ

وڏو ثواب آھي. ۽ جيڪي بخل ڪندا ۳۵۶ آھن ان شيءِ ۾ جيڪا اللّٰہ انھن کي

مِنْ فَضْلِهٖ هُوَ خَيْرًا لَّهُمْ ؕ بَلْ هُوَ شَرٌّ لَّهُمْ ؕ سَيُطَوَّقُوْنَ

پنھنجي فضل سان ڏني آھي ان کي ھرگز سٺو نہ سمجھن بلڪ اھو انھن لاءِ بڇڙو آھي جنھن ۾ بخل ڪيائون سگھو ئي اھو قيامت

مَا بَخِلُوْا بِهٖ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ؕ وَلِلّٰهِ مِيْرَاثُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ

جي ڏينھن انھن جي ڳچيءَ جو ڳٽ ھوندو ۳۵۷ آسمانن ۽ زمين جو وارث اللّٰہ ئي آھي ۳۵۸

وَاللّٰهُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ خَبِيْرٌ ﴿۱۸۰﴾ لَقَدْ سَمِعَ اللّٰهُ قَوْلَ الَّذِيْنَ قَالُوْۤا

۽ اللّٰہ کي اوھان جي ڪمن جي خبر آھي. بيشڪ اللّٰہ انھن جو چوڻ ٻڌو جن چيو تہ اللّٰہ

اِنَّ اللّٰهَ فَقِيْرٌ وَّنَحْنُ اَغْنِيَآءُ ۘ سَنَكْتُبُ مَا قَالُوْا وَقَتْلَهُمُ

سڃو آھي ۽ اسين آسودا ۳۵۹ آھيون ھاڻي اسان انھن جو چيو لکي رکنداسون ۳۶۰ ۽ انھن جو

الْاَنْۢبِيَآءَ بِغَيْرِ حَقٍّ ۙ وَّنَقُوْلُ ذُوْقُوْا عَذَابَ الْحَرِيْقِ ﴿۱۸۱﴾ ذٰلِكَ

نبين کي ناحق شھيد ڪرڻ ۳۶۱ (بہ لکنداسون) ۽ ايئن چونداسون تہ باھ جو عذاب چکو. لتھان جي

ع ۱۸ / ۹ — وقف لازم



۳۵۰ حق کان سرڪشي ۽ رسول اللّٰہ صلی اللّٰہ عليہ وسلم جن جي خلاف ڪري. حديث شريف ۾ آھي، جھان جي سردار صلی اللّٰہ عليہ وسلم جن کان معلوم ڪيو ويو تہ ڪھڙو شخص ڀلو آھي؟ فرمايائون جنھن جي عمر وڏي ھجي ۽ عمل سُٺا ھجن. عرض ڪيو ويو، بڇڙو ڪير آھي؟ فرمايائون، جنھن جي عمر وڏي ھجي ۽ عمل خراب.

۳۵۱ اي اسلام جا ڪلمي چوندڙ!.

۳۵۲ يعني منافق کي.

۳۵۳ مخلص مؤمن کان ايستائين جو پنھنجي نبي ڪريم صلی اللّٰہ عليہ وسلم کي توھان جي احوال تي آگاھ ڪري مؤمن ۽ منافق جو امتياز ڪري ڪين جدا ڪري. شان نزول:- رسول ڪريم صلی اللّٰہ عليہ وسلم جن فرمايو تہ خلقت ۽ پيدائش کان اڳ جڏھن منھنجي اُمت اڃا مٽيءَ جي شڪل ۾ ھئي تہ اُن وقت اھا منھنجي اڳيان پنھنجي صورتن ۾ پيش ڪئي وئي، جيئن حضرت آدم تي پيش ڪئي وئي ۽ مون کي علم ڏنو ويو تہ ڪير مون تي ايمان آڻيندو ۽ ڪير ڪفر ڪندو. اھا خبر جڏھن منافقن کي پھتي تہ انھن ٺٺولي جي طور چيو تہ محمّد مصطفیٰ صلی اللّٰہ عليہ وسلم جن جو گمان آھي تہ اُھي ھي ڄاڻن ٿا تہ جيڪي ماڻھو اڃا پيدا ئي نہ ٿيا آھن، اُنھن مان ڪير مٿن ايمان آڻيندو، ڪير ڪفر ڪندو، جيتوڻيڪ اسان ساڻن گڏ آھيون ۽ اھي اسان کي نہ ٿا سڃاڻن. ان تي سيّد عالم صلی اللّٰہ عليہ وسلم جن منبر تي بيھي اللّٰہ تعالیٰ جي حمد ۽ ثنا کان پوءِ فرمايو، انھن ماڻھن جو ڪھڙو حال آھي جيڪي منھنجي علم ۾ طعنو ڪن ٿا. اڄ کان قيامت تائين جيڪي ڪجھ ٿيڻ وارو آھي، اُن مان ڪا شيءِ اھڙي نہ آھي جنھن جو توھان مون کان سوال ڪريو ۽ مان توھان کي ان جي خبر نہ ڏيان.

عبد اللّٰہ بن حذافہ سھمي اُٿي چيو تہ منھنجو پيءُ ڪير آھي؟ يارسول اللّٰہ! فرمايائون حذافہ. پوءِ حضرت عمر رضي اللّٰہ تعالیٰ عنہ اٿيو، اُن عرض ڪيو يارسول اللّٰہ! اسان اللّٰہ جي رب ھجڻ تي راضي ٿيا سون، اسلام جي دين ھجڻ تي راضي ٿيا سون، قرآن جي امام ھجڻ تي راضي ٿيا سون ۽ توھان جي نبي ھجڻ تي راضي ٿيا سون. اسان توھان کان معافي گھرون ٿا. حضور جن فرمايو ڇا توھان باز ايندؤ ڇا توھان باز ايندؤ؟! پوءِ پاڻ منبر تان لٿا. اُن تي اللّٰہ تعالیٰ ھيءَ آيت نازل فرمائي.

ھن حديث مان ثابت ٿيو تہ سيّد عالم صلی اللّٰہ عليہ وسلم جن کي قيامت تائين سيني شين جو علم عطا فرمايو ويو آھي ۽ حضور جن جي علم ۾ طعنو ڪرڻ منافقن جو طريقو آھي.

۳۵۴ پوءِ انھن برگزيدہ رسولن کي غيب جو علم ڏئي ٿو ۽ سيد الانبياءَ حبيب خدا صلی اللّٰہ عليہ وسلم جن رسولن ۾ سڀني کان افضل ۽ اعلیٰ آھن. ھن آيت مان ۽ ھن کان سواءِ گھڻن آيتن ۽ حديثن مان ثابت آھي تہ اللّٰہ تعالیٰ، حضور عليہ الصلوٰۃ والسلام جن کي غيب جا علم عطا فرمايا ۽ غيب جا علم سندن معجزو آھي. ۳۵۵ ۽ تصديق ڪريو تہ اللّٰہ تعالیٰ پنھنجي برگزيدہ رسولن کي غيب تي آگاہ ڪيو آھي. ۳۵۶ بخل جي معنیٰ ۾ گھڻا عالم ھن طرف ويا آھن تہ واجب جو ادا نہ ڪرڻ بخل آھي، ان ڪري بخل تي سخت سزائون آيون آھن، جھڙيءَ طرح ھن آيت ۾ بہ ھڪ سزا اچي رھي آھي. ترمذيءَ جي حديث ۾ آھي تہ، بخل ۽ بدخلقي، اھي ٻئي عادتون ايماندار ۾ گڏ نہ ٿيون ٿين. گھڻن مفسرن فرمايو تہ ھتي بخل مان زڪواۃ جو نہ ڏيڻ مراد آھي. ۳۵۷ بخاري شريف جي حديث ۾ آھي تہ جنھن کي اللّٰہ تعالیٰ مال ڏنو ۽ اُن زڪواۃ ادا نہ ڪئي قيامت جي ڏينھن اھو مال نانگ ٿي ان کي ڳٽ وانگر گھليندو ۽ ھي چوندو تہ مان تنھنجو مال آھيان، مان تنھنجو خزانو آھيان. ۳۵۸ ۽ اھو ئي دائم قائم آھي ۽ ساري مخلوق فاني. اُنھن سڀني جي ملڪيت باطل ٿيڻ واري آھي. پوءِ نھايت ناداني آھي جو ان ٻي بقا مال تي بخل ڪيو وڃي ۽ خدا جي وات ۾ نہ ڏنو وڃي. ۳۵۹ يھودين مَنْ ذَا الَّذِيْ يُقْرِضُ اللّٰهَ قَرْضًا حَسَنًا آيت ٻڌي چيو ھو تہ محمّد صلی اللّٰہ عليہ وسلم جن جو معبود اسان کان قرض گھري ٿو تہ پوءِ اسان شاھوڪار ٿيا سون، اھو فقير ٿيو. ان تي ھيءَ آيت نازل ٿي. ۳۶۰ اعمال نامن ۾. ۳۶۱ نبين جي قتل کي ھن مقولي تي معطوف ڪرڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ اھي ٻئي گناھ تمام وڏا آھن ۽ بڇڙائيءَ ۾ برابر آھن، ۽ نبين جي شان ۾ گستاخي ڪرڻ وارو اللّٰہ جي شان ۾ بي ادب ٿي وڃي ٿو.

بِمَا قَدَّمَتْ اَيْدِيْكُمْ وَاَنَّ اللّٰهَ لَيْسَ بِظَلَّامٍ لِّلْعَبِيْدِ ﴿۱۸۲﴾

هيءُ جيڪي اڳتي موڪليو هيءُ اُنهيءَ جو بدلو آهي ۽ الله ٻانهن تي ظلم نہ ڪندو آهي.

اَلَّذِيْنَ قَالُوْٓا اِنَّ اللّٰهَ عَهِدَ اِلَيْنَآ اَلَّا نُؤْمِنَ لِرَسُوْلٍ حَتّٰى

جيڪي چون ٿا تہ الله اسان سان اقرار ڪيو آهي تہ اسان ڪنهن رسول تي ايمان نہ آڻيون جيستائين جو

يَاْتِيَنَا بِقُرْبَانٍ تَاْكُلُهُ النَّارُ ؕ قُلْ قَدْ جَآءَكُمْ رُسُلٌ مِّنْ

اهڙي قرباني جو حڪم اسان وٽ نہ آڻي جنهن کي باھ کائي وڃي ٣٦٢ تون ھا فرمايو تہ مون کان اڳ ڪيترن ئي رسولن پڌريون

قَبْلِيْ بِالْبَيِّنٰتِ وَبِالَّذِيْ قُلْتُمْ فَلِمَ قَتَلْتُمُوْهُمْ اِنْ كُنْتُمْ

نشانيون ۽ هي حڪم آندو جيڪو توهان چئو ٿا پوءِ انهن کي اوهان ڇو شهيد ڪيو جيڪڏهن

صٰدِقِيْنَ ﴿۱۸۳﴾ فَاِنْ كَذَّبُوْكَ فَقَدْ كُذِّبَ رُسُلٌ مِّنْ قَبْلِكَ

سچا آهيو ٣٦٣ سو اي محبوب! جيڪڏهن انهن توکي ڪوڙو سمجهيو تہ توکان اڳين رسولن کي ڪوڙو سمجهيو ويو آهي

جَآءُوْ بِالْبَيِّنٰتِ وَالزُّبُرِ وَالْكِتٰبِ الْمُنِيْرِ ﴿۱۸۴﴾ كُلُّ نَفْسٍ ذَآئِقَةُ

جن صاف نشانيون ٣٦٤ ۽ صحيفا ۽ روشن ڪتاب ٣٦٥ آندا هئا. هر ساهہ واري کي موت چکڻو آهي

الْمَوْتِ ؕ وَاِنَّمَا تُوَفَّوْنَ اُجُوْرَكُمْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ؕ فَمَنْ زُحْزِحَ عَنِ

۽ اوهان کي اجورا تہ قيامت ۾ ئي پورا ملندا جيڪو باھ کان بچائي

النَّارِ وَاُدْخِلَ الْجَنَّةَ فَقَدْ فَازَ ؕ وَمَا الْحَيٰوةُ الدُّنْيَآ اِلَّا مَتَاعُ

بهشت ۾ داخل ڪيو ويو سو مراد کي پهتو ۽ دنيا جي زندگي تہ ٺڳيءَ جو سامان آهي.

الْغُرُوْرِ ﴿۱۸۵﴾ لَتُبْلَوُنَّ فِيْٓ اَمْوَالِكُمْ وَاَنْفُسِكُمْ ۫ وَلَتَسْمَعُنَّ مِنَ

بيشڪ ضرور اوهان جي آزمائش ٿيندي اوهان جي مالن ۽ جانين ۾ ٣٦٧ ۽ بيشڪ ضرور توهان ٣٦٦

الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْكِتٰبَ مِنْ قَبْلِكُمْ وَمِنَ الَّذِيْنَ اَشْرَكُوْٓا اَذًى

اڳين ڪتاب وارن ٣٦٨ ۽ مشرڪن کان گهڻو ڪجھ بڇڙو ٻڌندا

كَثِيْرًا ؕ وَاِنْ تَصْبِرُوْا وَتَتَّقُوْا فَاِنَّ ذٰلِكَ مِنْ عَزْمِ الْاُمُوْرِ ﴿۱۸۶﴾

۽ جيڪڏهن توهان صبر ڪريو ۽ بچندا رهو ٣٦٩ تہ اهو وڏيءَ همت جو ڪم آهي.

وَاِذْ اَخَذَ اللّٰهُ مِيْثَاقَ الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْكِتٰبَ لَتُبَيِّنُنَّهٗ لِلنَّاسِ

۽ ياد ڪريو جڏهن الله پڪو واعدو ورتو انهن کان جن کي ڪتاب عطا ٿيو تہ اوهان ضرور انکي ماڻهن سان بيان ڪجو



٣٦٢ شان نزول:- يهودين جي هڪ جماعت سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن کي چيو تہ اسان کان توريت ۾ وعدو ورتو ويو آهي تہ جيڪو رسالت جي دعوىٰ ڪندڙ اهڙي قرباني نہ آڻي، جنهن کي آسمان تان سفيد باھ لهي ڪري کائي. ان تي اسان هرگز ايمان نہ آڻيندا سون. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ انهن جي محض هن ڪوڙ ۽ خالص بهتان کي ڪوڙ و قرار ڏنو ويو، ڇو تہ ان شرط جو توريت ۾ نالو ۽ نشان بہ نہ آهي ۽ ظاهر آهي تہ نبيءَ جي تصديق جي لاءِ معجزو ڪافي آهي، ڪو بہ معجزو هجي.

جڏهن نبي ڪو معجزو ڏيکاريو، اُن جي تصديق تي دليل قائم ٿي ويو ۽ اُن جي تصديق ڪرڻ ۽ ان جي نبوت کي مڃڻ لازم ٿي ويو. هاڻي ڪنهن خاص معجزي جو اصرار حجت قائم ٿيڻ کان پوءِ نبيءَ جي تصديق جو انڪار آهي.

٣٦٣ جڏهن توهان انهن نشانين آڻيندڙن نبين کي قتل ڪيو ۽ انهن تي ايمان نہ آندو تہ پوءِ ثابت ٿي ويو تہ توهان جي اها دعوىٰ ڪوڙي آهي.

٣٦٤ يعني چٽا معجزا.

٣٦٥ توريت ۽ انجيل.

٣٦٦ دنيا جي حقيقت ان مبارڪ جملي کولي ڇڏي. ماڻهو زندگيءَ تي عاشق ٿئي ٿو، اُن کي سرمايو سمجهي ٿو ۽ ان وانداڻيءَ کي بيڪار ضايع ڪري ڇڏي ٿو.

اُن کي آخري وقت معلوم ٿئي ٿو تہ ان ۾ بقا نہ هئي ۽ ان سان دل لڳائڻ باقي حياتيءَ ۽ آخري زندگيءَ جي لاءِ سخت نقصان پهچائيندڙ ثابت ٿي.

حضرت سعيد بن جبير فرمايو تہ دنيا، دنيا جي طالب لاءِ غرور جو سامان ۽ ٺڳيءَ جو سرمايو آهي، پر آخرت جي طلبگار لاءِ باقي دولت جي حصول جو ذريعو ۽ نفعي ڏيڻ وارو سرمايو آهي.

اهو مضمون هن آيت جي مٿين جملن مان حاصل ٿئي ٿو.

٣٦٧ حقوق و فرائض، نقصان، مصيبتن، مرضن، خطرن، قتل، تڪليف ۽ غم وغيره سان تہ جيئن مؤمن ۽ غير مؤمن ۾ امتياز ٿي وڃي. مسلمانن کي هيءُ خطاب ان ڪري فرمايو ويو تہ ايندڙ مصيبتن ۽ سختين تي انهن کي صبر آسان ٿي وڃي. ٣٦٨ يهودي ۽ نصارىٰ. ٣٦٩ نافرمانيءَ کان.

وَلَا تَكْتُمُوْنَهٗ فَنَبَذُوْهُ وَرَآءَ ظُهُوْرِهِمْ وَ اشْتَرَوْا بِهٖ ثَمَنًا

۽ نہ لڪائجو ٣٧٠ انھن ان کي پنھنجي پٺيءَ پٺيان اڇلائي ڇڏيو ۽ ان جي عيوض ٿورڙو

قَلِيْلًا ؕ فَبِئْسَ مَا يَشْتَرُوْنَ ﴿۱۸۷﴾ لَا تَحْسَبَنَّ الَّذِيْنَ يَفْرَحُوْنَ

ورتائون ٣٧١ سو ڪيڏي نہ بڇڙي خريداري آهي ٣٧٢ هرگز انھن کي ذيان ۾ جيڪي پنھنجي ڪيئي تي خوش ٿين ٿا

بِمَآ اَتَوْا وَّ يُحِبُّوْنَ اَنْ يُّحْمَدُوْا بِمَا لَمْ يَفْعَلُوْا فَلَا تَحْسَبَنَّهُمْ

۽ گھرن ٿا تہ بنا ڪم جي انھن جي تعريف ٿئي ٣٧٣ اھڙن کي عذاب کان

بِمَفَازَةٍ مِّنَ الْعَذَابِ ۚ وَلَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿۱۸۸﴾ وَلِلّٰهِ مُلْكُ

هرگز پري نہ ڄاڻندا ۽ انھن لاءِ دردناڪ عذاب آهي . ۽ آسمانن ۽ زمين جي

السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ وَاللّٰهُ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ﴿۱۸۹﴾ اِنَّ فِيْ

بادشاهي الله جي لاءِ ئي آهي ٣٧٤ ۽ الله هر شيءِ تي قادر آهي . بيشڪ

خَلْقِ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَاخْتِلَافِ الَّيْلِ وَالنَّهَارِ لَاٰيٰتٍ

آسمانن ۽ زمين جي پيدائش رات ڏينھن جي ڦير گھير ۾ نشانيون آهن

لِّاُولِي الْاَلْبَابِ ﴿۱۹۰﴾ الَّذِيْنَ يَذْكُرُوْنَ اللّٰهَ قِيٰمًا وَّقُعُوْدًا وَّ

٣٧٥ عقلمندن لاءِ ٣٧٦ . جيڪي بيٺي ۽ ويٺي ۽ پاسن ڀر الله

عَلٰى جُنُوْبِهِمْ وَيَتَفَكَّرُوْنَ فِيْ خَلْقِ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۚ

کي ياد ڪندا آهن ٣٧٧ ۽ آسمانن ۽ زمين جي پيدائش ۾ غور ڪندا آهن ٣٧٨

رَبَّنَا مَا خَلَقْتَ هٰذَا بَاطِلًا ۚ سُبْحٰنَكَ فَقِنَا عَذَابَ النَّارِ ﴿۱۹۱﴾

اي اسان جا پالڻھار تو هي بيڪار نہ ناهيا آهن ٣٧٩ توکي پاڪائي آهي اسان کي دوزخ جي عذاب کان بچاءِ .

رَبَّنَآ اِنَّكَ مَنْ تُدْخِلِ النَّارَ فَقَدْ اَخْزَيْتَهٗ ؕ وَمَا لِلظّٰلِمِيْنَ

اي اسان جا پالڻھار بيشڪ تو جنھن کي دوزخ ۾ ودو ان کي ضرور تو خوار ڪيو ۽ ظالمن جو ڪو

مِنْ اَنْصَارٍ ﴿۱۹۲﴾ رَبَّنَآ اِنَّنَا سَمِعْنَا مُنَادِيًا يُّنَادِيْ لِلْاِيْمَانِ اَنْ

مددگار نہ آهي . اي اسان جا پالڻھار اسان هڪ پڙهي ڏيندڙ کان ٻڌو ٣٨٠ جيڪو ايمان لاءِ پڙهو ڏئي پيو

اٰمِنُوْا بِرَبِّكُمْ فَاٰمَنَّا ۖ رَبَّنَا فَاغْفِرْ لَنَا ذُنُوْبَنَا وَكَفِّرْ عَنَّا سَيِّاٰتِنَا

تہ پنھنجي پالڻھار تي ايمان آڻيو پوءِ اسان ايمان آندو اي اسان جا پالڻھار تون اسان جا گناه بخش ۽ اسان جون مدايون ميٽ



٣٧٠ الله تعالىٰ توريت ۽ انجيل جي عالمن تي واجب ڪيو هو تہ انھن ٻنھي ڪتابن ۾ سيّد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي نبوت تي جيڪي دلالت ڪرڻ وارا دليل آهن ، اهي ماڻھن کي چڱيءَ طرح تشريح ڪري سمجھائن ۽ هرگز نہ لڪائن .

٣٧١ ۽ رشوتون وٺي حضور سيّد صلى الله عليه وسلم جا اوصاف لڪايائون ، جيڪي توريت ۽ انجيل ۾ مذڪور هئا .

٣٧٢ دين جي علم جو لڪائڻ منع آهي .

حديث شريف ۾ آهي تہ جنھن شخص کان ڪجھ معلوم ڪيو ويو ، جنھن کي اهو ڄاڻي ٿو ۽ اُن ، اُنھيءَ کي لڪايو تہ قيامت جي ڏينھن ان کي باھ جو لغام ڏنو ويندو .

مسئلو :- عالم تي واجب آهي تہ پنھنجي علم سان فائدو پھچائن ۽ حق ظاهر ڪن ۽ ڪنھن خراب مقصد جي لاءِ ان مان ڪجھ نہ لڪائن

٣٧٣ شان نزول :- هيءَ آيت يهودين جي حق ۾ نازل ٿي . جيڪي ماڻھن کي ڏوڪي ڏيڻ ۽ گمراه ڪرڻ ۾ خوش ٿيندا هئا ، ۽ نادان هئڻ جي باوجود اهو پسند ڪندا هئا تہ کين عالم چيو وڃي .

مسئلو :- هن آيت ۾ سزا آهي خود پسندي ڪرڻ واري جي لاءِ ۽ ان جي لاءِ جيڪو ماڻھن کان پنھنجي ڪوڙي تعريف چاهي . جيڪي ماڻھو بغير علم جي پنھنجو پاڻ کي عالم چورائيندا آهن يا اهڙيءَ طرح ٻي ڪا غلط وصف پنھنجي لاءِ پسند ڪن ٿا ، انھن کي هن مان سبق حاصل ڪرڻ گھرجي .

٣٧٤ هن ۾ انھن گستاخن جو رد آهي ، جن چيو هو تہ الله تعالىٰ فقير آهي .

٣٧٥ صانع ، قديم ، عليم ، حڪيم ۽ قادر جي وجود تي دلالت ڪرڻ واريون .

٣٧٦ جن جو عقل بغض کان پاڪ هجي ۽ مخلوقن جي عجائب ۽ غرائب کي امتياز ۽ استدلال جي نظر سان ڏسندا هجن . ٣٧٧ يعني سموري احوال ۾ . مسلم شريف ۾ روايت ٿيل آهي تہ سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن سڀني وقتن ۾ الله جو ذڪر فرمائيندا هئا . ٻانهي جو ڪو حال الله جي ياد کان خالي نہ هئڻ گھرجي . حديث شريف ۾ آهي تہ جيڪو بهشتي باغن جي خوشي ۽ آرام پسند ڪري ، ان کي جڳائي تہ الله جي ذڪر جي گھڻائي ڪري . ٣٧٨ ۽ ان مان انھن جي ٺاهيندڙ جي قدرت ۽ حڪمت تي استدلال ڪن ٿا . هي چوندي تہ . ٣٧٩ بلڪ پنھنجيءَ معرفت جو دليل بنايو .

٣٨٠ هن آواز مان مُراد يا سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن آهن ، جن جي شان ۾ دَاعِيًا اِلَى اللّٰهِ بِاِذْنِهٖ وارد آهي يا قرآن ڪريم .

وَتَوَفَّنَا مَعَ الْاَبْرَارِ ﴿١٩٣﴾ رَبَّنَا وَاٰتِنَا مَا وَعَدْتَّنَا عَلٰى رُسُلِكَ وَ

۽ ڀلارن سان اسان جو موت ڪر. ٣٨١ اي اسان جا پالڻهار اسان کي اهو ڏي ٣٨٢ جنهن جو تو اسان سان

لَا تُخْزِنَا يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ؕ اِنَّكَ لَا تُخْلِفُ الْمِيْعَادَ ﴿١٩٤﴾ فَاسْتَجَابَ

پنهنجن رسولن جي معرفت واعدو ڪيو آهي ۽ اسان کي قيامت جي ڏينهن خوار نه ڪر بيشڪ تون واعدي خلافي نه ڪندو آهين. پوءِ انهن جي پالڻهار انهن جي

لَهُمْ رَبُّهُمْ اَنِّيْ لَاۤ اُضِيْعُ عَمَلَ عَامِلٍ مِّنْكُمْ مِّنْ ذَكَرٍ اَوْ

دعا قبول ڪئي ته آءٌ اوهان مان عمل ڪندڙ مرد يا عورت جي محنت ضايع نه ڪندس ٣٨٣ اوهين

اُنْثٰى ۚ بَعْضُكُمْ مِّنْۢ بَعْضٍ ۚ فَالَّذِيْنَ هَاجَرُوْا وَاُخْرِجُوْا مِنْ

اوهان پاڻ ۾ هڪ آهيو ٣٨٣ پوءِ جن هجرت ڪئي ۽ پنهنجن گهرن مان ڪڍيا ويا

دِيَارِهِمْ وَاُوْذُوْا فِيْ سَبِيْلِيْ وَقٰتَلُوْا وَقُتِلُوْا لَاُكَفِّرَنَّ عَنْهُمْ

۽ منهنجي واٽ ۾ ستايا ويا ۽ وڙهيا ۽ ماريا ويا، آءٌ ضرور انهن جون سڀ مدايون

سَيِّاٰتِهِمْ وَلَاُدْخِلَنَّهُمْ جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ ۚ

ميٽيندس ۽ ضرور انهن کي اهڙن باغن ۾ داخل ڪندس جن جي هيٺان نهرون وهن ٿيون ٣٨٤

ثَوَابًا مِّنْ عِنْدِ اللّٰهِ ؕ وَاللّٰهُ عِنْدَهٗ حُسْنُ الثَّوَابِ ﴿١٩٥﴾

الله جي طرفان ثواب آهي ۽ الله وٽ ئي سٺو ثواب آهي.

لَا يَغُرَّنَّكَ تَقَلُّبُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا فِي الْبِلَادِ ؕ ﴿١٩٦﴾ مَتَاعٌ قَلِيْلٌ ۟

اي ٻڌندڙ توکي ڪافرن جو شهرن ۾ عياشي سان گهمڻ ڦرڻ دوکي ۾ نه وجهي. ٣٨٥ اهو ٿورو فائدو

ثُمَّ مَاْوٰىهُمْ جَهَنَّمُ ؕ وَبِئْسَ الْمِهَادُ ﴿١٩٧﴾ لٰكِنِ الَّذِيْنَ اتَّقَوْا

آهي انهن جي رهڻ جي جاءِ دوزخ آهي ۽ ڪهڙو نه بڇڙو وڇائڻ آهي. پر جيڪي پنهنجي پالڻهار کان ڊڄندا آهن

رَبَّهُمْ لَهُمْ جَنّٰتٌ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا

انهن لاءِ اهي باغ آهن جن جي هيٺان نهرون وهن ٿيون، انهن ۾ هميشه رهندا

نُزُلًا مِّنْ عِنْدِ اللّٰهِ ؕ وَمَا عِنْدَ اللّٰهِ خَيْرٌ لِّلْاَبْرَارِ ﴿١٩٨﴾ وَاِنَّ

الله جي طرفان اها مهماني آهي ۽ جيڪي الله وٽ آهي سو ڀلارن لاءِ سڀ کان ڀلو آهي. ٣٨٦

مِنْ اَهْلِ الْكِتٰبِ لَمَنْ يُّؤْمِنُ بِاللّٰهِ وَمَاۤ اُنْزِلَ اِلَيْكُمْ

۽ بيشڪ ڪتاب وارن مان ڪي اهي آهن جيڪي ايمان آڻين ٿا الله تي ۽ ان تي جيڪو اوهان جي طرف لٿو ٣٨٧

٣٨١ نبين ۽ صالحن سان، جو اسان انهن جي فرمانبردارن ۾ داخل ڪيا وڃون. ٣٨٢ فضل ۽ رحمت. ٣٨٣ ۽ عملن جي جزا ۾ عورت ۽ مرد جي وچ ۾ ڪو فرق نه آهي. شان نزول:- ام المؤمنين حضرت ام سلمه رضي الله تعالیٰ عنها عرض ڪيو يا رسول الله صلی الله عليه وسلم! مان هجرت ۾ عورتن جو ڪجهه ذڪر ئي نه ٿي ٻڌان، يعني مردن جا فضائل ته معلوم ٿيا پر هي به معلوم ٿئي ته عورتن کي به هجرت جو ڪجهه ثواب ملندو؟ اُن تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ انهن جي تسڪين فرمائي وئي ته ثواب عمل تي مرتب آهي، عورت جو عمل هجي يا مرد جو. ٣٨٤ هيءُ سڀ الله جو فضل ۽ ڪرم آهي. ٣٨٥ شان نزول:- مسلمانن جي هڪ جماعت چيو ته الله جا دشمن ڪافر ۽ مشرڪ ته عيش ۽ آرام ۾ آهن ۽ اسان تنگيءَ ۽ تڪليف ۾. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ انهن کي ٻڌايو ويو ته ڪافرن جو اهو عيش ٿوري فائدي وارو آهي ۽ انجام خراب. ٣٨٦ بخاري ۽ مسلم شريف جي حديث ۾ آهي ته حضرت عمر رضي الله عنه، حضور سيد عالم صلی الله عليه وسلم جن جي حويليءَ مبارڪ ۾ حاضر ٿيو اُن ڏٺو ته پنهنجي جهان جا سردار هڪ تڏي تي آرام فرما آهن، چمڙي جو وهاڻو، جنهن ۾ ناريل جو ريشو ڀريل آهي سو مٿي مبارڪ جي هيٺان آهي. جسم اقدس تي تڏي جا نشان ٿي ويا آهن. اهو حال ڏسي حضرت فاروق اعظم روئي ويٺو. سيد عالم صلی الله عليه وسلم جن روئڻ جو سبب پڇڻ فرمايو، عرض ڪيائين ته يا رسول الله! قيصر ۽ ڪسريٰ عيش ۽ آرام ۾ هجن ۽ توهان خدا جا رسول هوندي به هن حالت ۾! فرمايائون ڇا! توکي پسند نه آهي ته انهن لاءِ دنيا هجي ۽ اسان لاءِ آخرت. ٣٨٧ شان نزول:- حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما فرمايو: هيءَ آيت حبشه جي بادشاه نجاشيءَ جي حق ۾ نازل ٿي. ان جي وفات جي ڏينهن سيد عالم صلی الله عليه وسلم جن پنهنجن صحابين کي فرمايو هلو ۽ پنهنجي ڀاءُ جي جنازي جي نماز پڙهو جنهن ٻي ملڪ ۾ وفات ڪئي آهي. حضور جن جنت البقيع شريف ۾ تشريف وٺي ويا ۽ حبشه جي زمين سندن سامهون ڪئي وئي ۽ نجاشي بادشاه جو جنازو اڳيان ٿيو. ان تي پاڻ چئن تڪبيرن سان نماز پڙهي ۽ ان جي لاءِ بخشش جي دعا فرمايائون. سبحان الله! ڇا نظر آهي! ڇا شان آهي!! حبشه جي سرزمين حجاز ۾ سامهون پيش ڪئي وڃي ٿي. منافقن اُن تي طعنو ڪيو ۽ چيو ته سو حبشه جي نصرانيءَ تي نماز پڙهن ٿا جنهن کي پاڻ ڪڏهن ڏٺو به نه اٿن ۽ اهو سندن دين تي به نه هو. اُن تي الله تعالیٰ هيءَ آيت نازل فرمائي.



٣٨٨ عاجزي ۽ انڪساري، نوڙت ۽ اخلاص سان. ٣٨٩ جيئن يهودين جا رئيس وٺن ٿا. ٣٩٠ پنهنجي دين تي ۽ ان کي ڪنهن سختي ۽ تڪليف وغيره جي سببان نه ڇڏيو. صبر جي معنيٰ ۾ حضرت جنيد رضي الله عنه فرمايو ته صبر نفس کي ناپسند امر تي روڪڻ آهي بغير گهٻراهٽ جي. ڪن حڪيمن چيو، صبر جا ٽي قسم آهن: ١ شڪايت جو ڇڏڻ، ٢ قضا جو قبول ڪرڻ.
٣ سچي رضا ۽

١ سورة نساء مدني طيبه ۾ نازل ٿي. هن ۾ هڪ سؤ ستهتر آيتون، ٽي هزار پنجيتاليه ڪلما ۽ سورهن هزار ٽيهه حرف آهن. ٢ هي خطاب عام آهي سموري ٻني آدم کي. ٣ ابو البشر حضرت آدم مان، جنهن کي بغير ماءُ پيءُ جي مٽيءَ مان پيدا ڪيو هئائين. انسان جي پيدائش جي شروعات جو بيان ڪري قدرت الاهيه جي عظمت جو بيان فرمايو ويو، جيتوڻيڪ دنيا جا بي دين بدعقلي ۽ بي سمجهيءَ سان ان تي ٺٺولي ڪن ٿا، پر سمجهه ۽ عقل وارا سمجهن ٿا ته هي مضمون اهڙي زبردست دليل سان ثابت آهي، جنهن جو انڪار مشڪل آهي. مردم شماريءَ جو حساب خبر ڏئي ٿو ته اڄ کان سؤ سال اڳ دنيا ۾ انسانن جو تعداد گهڻو گهٽ هو. ان کان اڳ اڃان به گهٽ، اهڙيءَ طرح ماضيءَ جي طرف هلندي هلندي چوٽيءَ ته قبيلن جا گهڻا تعداد هڪ شخص تي وڃي ختم ٿين ٿا. سيد سڳورا دنيا ۾ ڪروڙ ملندا مگر ماضيءَ ۾ انهن جي انتها سيد عالم صلی الله عليه وسلم جن جي واحد ذات مبارڪ ئي ٿيندي بني اسرائيل ڪيترا به هجن، مگر انهيءَ سموري گهڻائيءَ جو مرجع حضرت يعقوب عليه السلام جي هڪ ئي ذات ٿيندي. اهڙيءَ طرح اڃا مٿي هلڻ شروع ڪجي ته انسان جي سمورن شاخن ۽ قبيلن جي انتها هڪ ذات تي ٿيندي، ان جو نالو الله جي ڪتابن ۾ آدم عليه السلام آهي ۽ ممڪن نه آهي ته اهو هڪ شخص جنڻ ۽ نسل جي معمولي طريقي سان پيدا ٿي سگهي. جيڪڏهن ان لاءِ پيءُ جو هجڻ فرض به ڪيو وڃي ته ماءُ ڪٿان آڻجي. اُن ڪري ضروري آهي ته ان جي پيدائش بغير ماءُ پيءُ جي هجي ۽ جڏهن بغير ماءُ پيءُ جي پيدا ٿيو ته پوءِ يقيناً اُنهن عنصرن مان پيدا ٿيندو، جيڪي ان جي وجود ۾ لڌا وڃن ٿا. وري عنصرن مان جيڪو عنصر ان جو مسڪن هجي ۽ جنهن کان سواءِ ٻئي

* هلندي ان ڪهي جي حد هڪ ذات تي ختم ٿيندي آهي

وَمَآ اُنْزِلَ اِلَيْهِمْ خٰشِعِيْنَ لِلّٰهِ لَا يَشْتَرُوْنَ بِاٰيٰتِ اللّٰهِ ثَمَنًا

۽ جيڪي اُنهن ڏانهن لاٿو ويو سندن دليون الله جي درگاه ۾ جهڪندڙ آهن ۳۸۸ الله جي آيتن جي بدلي بيڪار مُلهه نٿا وٺن

قَلِيْلًا ؕ اُولٰٓئِكَ لَهُمْ اَجْرُهُمْ عِنْدَ رَبِّهِمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ سَرِيْعُ

۳۸۹ هي اهي آهن جن جو ثواب سندن پالڻهار وٽ آهي ۽ الله سگهو حساب وٺڻ وارو

الْحِسَابِ ﴿۱۹۹﴾ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اصْبِرُوْا وَصَابِرُوْا وَرَابِطُوْا

آهي. اي ايمان وارؤ! صبر ڪريو ۳۹۰ ۽ دشمن کان صبر ۾ اڳرائي ڪريو ۽ اسلامي ملڪ جي سرحد جي

وَاتَّقُوا اللّٰهَ لَعَلَّكُمْ تُفْلِحُوْنَ ﴿۲۰۰﴾ ع

حفاظت ڪريو ۽ الله کان ڊڄندا رهو ته مَن اوهان ڪامياب ٿيو

سُوْرَةُ النِّسَآءِ ۴ مَدَنِيَّةٌ ۹۲ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ — اٰيَاتُهَا ۱۷۶ رُكُوْعَاتُهَا ۲۴

سورة نساءِ مدني آهي ۽ هن ۾ (الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان شروع) ۱۷۷ آيتون ۽ ۲۴ رڪوع آهن

يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ اتَّقُوْا رَبَّكُمُ الَّذِيْ خَلَقَكُمْ مِّنْ نَّفْسٍ

اي انسانو! ۱ پنهنجي رب کان ڊڄو جنهن توهان کي هڪ ساهه مان پيدا ڪيو

وَّاحِدَةٍ وَّخَلَقَ مِنْهَا زَوْجَهَا وَبَثَّ مِنْهُمَا رِجَالًا كَثِيْرًا وَّ

۲ ۽ انهيءَ مان ان جو جوڙو ٺاهيائين ۳ ۽ انهن ٻن مان گهڻيئي مرد ۽ عورتون

نِسَآءً ۚ وَاتَّقُوا اللّٰهَ الَّذِيْ تَسَآءَلُوْنَ بِهٖ وَالْاَرْحَامَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ

پکيڙيائين ۽ الله کان ڊڄو جنهن جي نالي سوال ڪندا آهيو ۽ رشتن جو لحاظ رکو ۴ بيشڪ الله

كَانَ عَلَيْكُمْ رَقِيْبًا ﴿۱﴾ وَاٰتُوا الْيَتٰمٰٓى اَمْوَالَهُمْ وَلَا تَتَبَدَّلُوا

هر وقت توهان کي ڏسي رهيو آهي. ۽ يتيمن کي سندن مال ڏيو ۵ ۽ پاڪ صاف ۶ جي بدلي

الْخَبِيْثَ بِالطَّيِّبِ ۪ وَلَا تَاْكُلُوْٓا اَمْوَالَهُمْ اِلٰٓى اَمْوَالِكُمْ ؕ اِنَّهٗ كَانَ

گندو نه وٺو ۷ ۽ انهن جو مال پنهنجي مال سان ملائي نه کائو بيشڪ هيءُ

حُوْبًا كَبِيْرًا ﴿۲﴾ وَاِنْ خِفْتُمْ اَلَّا تُقْسِطُوْا فِي الْيَتٰمٰى فَانْكِحُوْا

وڏو گناهه آهي. ۽ جيڪڏهن توهان کي خوف هجي ته توهان يتيم ڇوڪرين ۾ انصاف ڪري نه سگهندؤ ۸

مَا طَابَ لَكُمْ مِّنَ النِّسَآءِ مَثْنٰى وَثُلٰثَ وَرُبٰعَ ۚ فَاِنْ خِفْتُمْ

ته نڪاح ۾ آڻيو جيڪي عورتون توهان کي پسند هجن ٻه ٻه ۽ ٽي ٽي ۽ چار چار ۹ ۽ جيڪڏهن ڊڄو ته

منزل ۱

۾ اهو نه رهي سگهي. لازم آهي ته اهو ان جي وجود ۾ غالب هجي ان ڪري پيدائش جي نسبت انهيءَ عنصر جي طرف ڪئي ويندي. هيءُ ظاهر آهي ته جڻڻ ۽ نسل جو معمولي طريقو هڪ شخص کان جاري نه ٿو ٿي سگهي، ان ڪري ان سان گڏ هڪ ٻيو به هجي ته جوڙو ٿي وڃي ۽ اهو ٻيو شخص انساني، جيڪو ان کان پوءِ پيدا ٿئي، حڪمت جي اقتضا اهائي آهي ته ان جي جسم مان پيدا ڪيو وڃي، ڇو ته هڪ شخص جي پيدا ٿيڻ سان قِسم موجود ٿي ويو، مگر هيءُ به لازم آهي ته ان جي خلقت ٻهرئين انسان مان معمولي ڄڻڻ کان سواءِ ڪنهن ٻئي طريقي سان هجي، ڇو ته معمولي ڄڻڻ ٻن کان سواءِ ممڪن ئي نه آهي ۽ هت هڪ ئي آهي.

ع ۲۰ ۱۱ ۱۱

انهيءَ ڪري حڪمت الاهيه حضرت آدم جي کاٻي پاسِري سندس ننڊ وقت ڪڍي ۽ ان مان اُن جي بيبي حضرت حوا کي پيدا فرمايو جڏهن ته حضرت حوا معمولي ڄڻڻ جي طريقي سان پيدا نه ٿي، انهيءَ ڪري اها اولاد نه ٿي سگهي. جهڙيءَ طرح ان طريقي جي خلاف انساني جسم مان گهڻائي ڪيڙا پيدا ٿيندا آهن، اهي ان جي اولاد نه ٿا ٿي سگهن. ننڊ مان سجاڳ ٿي حضرت آدم پاڻ وٽ حضرت حوا کي ڏٺو ته جنسي محبت دل ۾ موجون هڻڻ لڳي، ان کي چيائين ته تون ڪير آهين؟ ان عرض ڪيو عورت، فرمايائين ڇا جي لاءِ پيدا ڪئي وئي آهين؟ عرض ڪيائين توهان جي دل جي راحت جي لاءِ، ته پوءِ پاڻ ان سان پيار جو مظاهرو ڪيائون.

۴ انهن کي نه ڪٽيو. حديث شريف ۾ آهي ته جيڪو رزق جي ڪشادگي گهري ته اُن کي کپائي ته مِٽي مائٽي نه ڇني ۽ رشتيدارن جي نگهباني رکي. ۵ شان نزول: هڪ شخص جي نگرانيءَ ۾ اُن جي يتيم ڀائٽي جو گهڻو مال هو. جڏهن اهو يتيم بالغ ٿيو ۽ ان پنهنجو مال گهريو ته چاچي ڏيڻ کان انڪار ڪيو. اُن تي هيءُ آيت نازل ٿي. ان کي ٻڌي اُن شخص يتيم جو مال ان جي حوالي ڪيو ۽ چيو ته اسان الله ۽ ان جي رسول جي اطاعت ڪريون ٿا. ۶ يعني پنهنجا حلال مال. ۷ يتيم جو مال جيڪو توهان جي لاءِ حرام آهي، اُن کي سُٺو سمجهي پنهنجي خراب مال سان تبديل نه ڪريو، ڇو ته اهو خراب توهان جي لاءِ حلال ۽ پاڪ آهي ۽ هي حرام ۽ پليت. ۸ ۽ انهن جي حقن جي نگهباني نه رکي سگهندؤ.

۹ آيت جي معنيٰ ۾ چند قول آهن: حسن جو قول آهي ته اڳئين زماني ۾ مديني شريف جا ماڻهو پنهنجي پرورش هيٺ آيل يتيم ڇوڪري سان اُن جي مال جي ڪري نڪاح ڪندا هئا. جيتوڻيڪ ان جي طرف رغبت نه هوندي هئي. پوءِ اُن سان صحبت ۽ مباشرت ۾ چڱو سلوڪ نه ڪندا هئا ۽ ان جي مال جي وارث بڻجڻ جي لاءِ اُن جي موت جا منتظر رهندا هئا. هن آيت ڪريمه ۾ انهن کي ان کان روڪيو ويو. هڪ قول هيءُ آهي ته ماڻهو يتيمن جي ولايت سان بي انصافي ٿي وڃڻ جي انديشي کان گهبرائيندا هئا ۽ زنا جي پرواهه نه ڪندا هئا. انهن کي ٻڌايو ويو ته توهان جيڪڏهن نا انصافيءَ جي انديشي کان يتيمن جي ولايت کان پاسو ڪريو ٿا ته پوءِ زنا کان به خوف ڪريو ۽ ان کان بچڻ جي لاءِ جيڪي عورتون توهان جي لاءِ حلال آهن، انهن سان نڪاح ڪريو ۽ حرام جي ويجهو نه وڃو. هڪ قول هيءُ آهي ته ماڻهو يتيمن جي ولايت ۽ سرپرستيءَ ۾ ته نا انصافيءَ جو انديشو ڪندا هئا ۽ گهڻين سان نڪاح ڪرڻ ۾ ڪو خوف نه ڪندا هئا. انهن کي ٻڌايو ويو ته جڏهن گهڻيون عورتون نڪاح ۾ هجن ته انهن جي حق ۾ نا انصافيءَ کان به ڊڄو، اوترين ئي عورتن سان نڪاح ڪريو، جيترين جا حق ادا ڪري سگهو. عڪرمه، حضرت ابن عباس کان روايت ڪئي ته قريش ڏهه ڏهه بلڪ ان کان به گهڻيون عورتون نڪاح ۾ رکندا هئا ۽ جڏهن انهن جو بار نه کڻي سگهندو هو ته جيڪي يتيم ڇوڪريون سندن سرپرستيءَ ۾ هونديون هيون، تن جو مال خرچ ڪري ڇڏيندا هئا. هن آيت ۾ فرمايو ويو ته پنهنجي طاقت ڏسو ۽ چئن کان زياده نه رکو جيئن توهان کي يتيمن جي مال خرچ ڪرڻ جي ضرورت پيش نه اچي. مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته آزاد مرد جي لاءِ هڪ وقت ۾ چئن عورتن تائين نڪاح جائز آهي، توڙي اُهي آزاد هجن يا ٻانهيون. مسئلو:- سموري اُمت جو اجماع آهي ته هڪ وقت ۾ چئن عورتن کان وڌيڪ نڪاح ۾ رکڻ ڪنهن جي لاءِ به جائز نه آهي سواءِ رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جي. هي سندن خاصيتن مان آهي. ابوداؤد جي حديث ۾ آهي ته هڪ شخص اسلام آندو ۽ سندس اٺ گهر واريون هيون. حضور جن کيس فرمايو ته انهن مان چار رکجان ۽. ترمذيءَ جي حديث ۾ آهي ته غيلان بن سلمه ثقفيءَ اسلام آندو ۽ ان جون ڏهه گهر واريون هيون، سي به ان سان گڏ مسلمان ٿيون. حضور اقدس صلى الله عليه وسلم جن حڪم فرمايس ته انهن مان چار رک.

أَلَّا تَعْدِلُوا فَوَاحِدَةً أَوْ مَا مَلَكَتْ أَيْمَانُكُمْ ۚ ذَٰلِكَ أَدْنَىٰ أَلَّا

ته ٻن زالن کي برابر نه رکي سگھندؤ ته هڪ ئي رکو يا ٻانهيون جن جا توهان مالڪ آهيو، هيءَ هن کي وڌيڪ

تَعُولُوا ③ وَآتُوا النِّسَاءَ صَدُقَاتِهِنَّ نِحْلَةً ۚ فَإِن طِبْنَ لَكُمْ

قريب آهي جو توهان کان ظلم نه ٿئي ۽ عورتن کي سندن مهر خوشيءَ سان ڏيو[11] پوءِ جي اهي پنهنجي دل جي

عَن شَيْءٍ مِّنْهُ نَفْسًا فَكُلُوهُ هَنِيئًا مَّرِيئًا ④ وَلَا تُؤْتُوا

خوشيءَ سان مهر مان ڪجھ حصو توهان کي ڏين ته ان کي کائو خوشگوار مزي سان[12] ۽ بي عقلن[13] کي سندن

السُّفَهَاءَ أَمْوَالَكُمُ الَّتِي جَعَلَ اللَّهُ لَكُمْ قِيَامًا وَارْزُقُوهُمْ

مال نه ڏيو جيڪي توهان وٽ آهن جنهن کي الله توهان جي واسطي گذر وقت جو ذريعو ڪيو آهي ۽ انهن کي

فِيهَا وَاكْسُوهُمْ وَقُولُوا لَهُمْ قَوْلًا مَّعْرُوفًا ⑤ وَابْتَلُوا الْيَتَامَىٰ

ان مان کارايو ۽ ڍڪايو ۽ انهن کي چڱي ڳالھ چئو[14]. ۽ يتيمن کي آزمائيندا رهو

حَتَّىٰ إِذَا بَلَغُوا النِّكَاحَ فَإِنْ آنَسْتُم مِّنْهُمْ رُشْدًا فَادْفَعُوا

وقت ايستائين جو جڏهن اهي نڪاح جي قابل ٿين، پوءِ جي توهان انهن جي سمجھ نيڪ ڏسو ته انهن جو مال

إِلَيْهِمْ أَمْوَالَهُمْ ۖ وَلَا تَأْكُلُوهَا إِسْرَافًا وَبِدَارًا أَن يَكْبَرُوا ۚ

انهن جي حوالي ڪري ڇڏيو، ۽ ان کي نه کائو حد کان وڌي ۽ هن تڪڙ ۾ ته متان وڏا ٿي وڃن،

وَمَن كَانَ غَنِيًّا فَلْيَسْتَعْفِفْ ۖ وَمَن كَانَ فَقِيرًا

۽ جنهن کي ضرورت نه هجي سو بچندو رهي[16] ۽ جيڪو ضرورت مند هجي سو مناسب

فَلْيَأْكُلْ بِالْمَعْرُوفِ ۚ فَإِذَا دَفَعْتُمْ إِلَيْهِمْ أَمْوَالَهُمْ فَأَشْهِدُوا

اندازي سان کائي، پوءِ جڏهن توهان انهن کي سندن مال حوالي ڪيو ته انهن تي شاهد ڪري ڇڏيو

عَلَيْهِمْ ۚ وَكَفَىٰ بِاللَّهِ حَسِيبًا ⑥ لِّلرِّجَالِ نَصِيبٌ مِّمَّا تَرَكَ

۽ الله ڪافي آهي حساب وٺڻ لاءِ. مردن جي واسطي حصو آهي انهيءَ مان جيڪو ڇڏي ويا

الْوَالِدَانِ وَالْأَقْرَبُونَ وَلِلنِّسَاءِ نَصِيبٌ مِّمَّا تَرَكَ الْوَالِدَانِ

ماءُ پيءُ ۽ مائٽ، ۽ عورتن جي واسطي حصو آهي جيڪو ڇڏي ويا ماءُ ۽ پيءُ

وَالْأَقْرَبُونَ مِمَّا قَلَّ مِنْهُ أَوْ كَثُرَ ۚ نَصِيبًا مَّفْرُوضًا ⑦ وَإِذَا

۽ مائٽ ملڪيت ٿوري هجي يا گھڻي، حصو آهي اندازو مقرر ڪيل[17] ۽ جيڪڏهن



[10] مسئلو:-

هن مان ثابت ٿيو ته گھر وارن جي وچ ۾ عدل فرض آهي، نيون، پراڻيون، جوان ۽ پوڙهيون سڀ اُن حق وٺڻ ۾ برابر آهن. اهو عدل لباس ۾، کائڻ پيئڻ ۾، رهائش جي جاءِ ۾ ۽ رات جو رهڻ ۾ لازم آهي.

انهن ڪمن ۾ سڀني سان هڪجهڙو سلوڪ هجي.

[11] هن مان معلوم ٿيو ته مهر جون حقدار عورتون آهن، نه انهن جا مالڪ.

جيڪڏهن مالڪن مهر وصول ڪري ورتو هجي ته انهن کي لازم آهي ته اهو مهر ان جي حقدار عورت کي پهچائي ڏين.

[12] مسئلو:-

عورتن کي اختيار آهي ته اهي پنهنجن مڙسن کي مهر جو ڪو حصو بخش ڪن يا سمورو مهر، مگر بخشرائڻ جي لاءِ انهن کي مجبور ڪرڻ ۽ سائن بدخلقي ڪرڻ نه گھرجي ڇو ته الله تعالىٰ طِبْنَ لَكُمْ فرمايو، جنهن جي معنىٰ آهي دل جي خوشيءَ سان معاف ڪرڻ.

[13] جيڪي ايتري سمجھ نه ٿا رکن جو مال جو مصرف سڃاڻن ان کي بي جاءِ خرچ ڪن ٿا ۽ جيڪڏهن انهن تي ڇڏيو وڃي ته اهي جلد ضايع ڪري ڇڏيندا.

[14] جنهن سان انهن جي دل کي تسلي ٿئي ۽ اهي پريشان نه ٿين.

مثلاً هيءَ ته مال توهان جو آهي ۽ توهان هوشيار ٿي ويندؤ ته توهان کي حوالي ڪيو ويندو.

[15] ته انهن ۾ هوشياري ۽ معاملي جي سمجھ پيدا ٿي يا نه ٿي.

[16] يتيم جي مال کائڻ کان. [17] جاهليت جي زماني ۾ عورتن ۽ ٻارن کي ورثو نه ڏيندا هئا. هن آيت ۾ ان رسم کي باطل قرار ڏنو ويو.

حَضَرَ الْقِسْمَةَ أُولُوا الْقُرْبٰى وَالْيَتٰمٰى وَالْمَسٰكِيْنُ فَارْزُقُوْهُمْ

ورهاست وقت مائٽ ۽ يتيم ۽ مسڪين اچي وڃن ته انهيءَ مان انهن

مِّنْهُ وَقُوْلُوْا لَهُمْ قَوْلًا مَّعْرُوْفًا ۝٨ وَلْيَخْشَ الَّذِيْنَ لَوْ تَرَكُوْا

کي ڪجهه ڏيو ۽ انهن سان سٺي ڳالهه ڪريو. ۽ ڊڄن اهي ماڻهو جيڪڏهن

مِنْ خَلْفِهِمْ ذُرِّيَّةً ضِعٰفًا خَافُوْا عَلَيْهِمْ فَلْيَتَّقُوا اللّٰهَ

پنهنجي پويان ڪمزور اولاد ڇڏين ها ته انهن جو ڪين ڪيئن ڊپ هجي ها ڪين گهرجي ته الله کان

وَلْيَقُوْلُوْا قَوْلًا سَدِيْدًا ۝٩ اِنَّ الَّذِيْنَ يَاْكُلُوْنَ اَمْوَالَ الْيَتٰمٰى

ڊڄن ۽ سڌي ڳالهه ڪن. بيشڪ جيڪي يتيمن جو مال ناحق کائن ٿا اهي ته

ظُلْمًا اِنَّمَا يَاْكُلُوْنَ فِيْ بُطُوْنِهِمْ نَارًا ؕ وَسَيَصْلَوْنَ سَعِيْرًا ۝١٠ ع

پنهنجي پيٽ ۾ خالص باهه ڀرين ٿا ۽ اجهو جيئي هٺندڙ باهه ۾ ويندا.

يُوْصِيْكُمُ اللّٰهُ فِيْٓ اَوْلَادِكُمْ ۗ لِلذَّكَرِ مِثْلُ حَظِّ الْاُنْثَيَيْنِ ۚ

الله توهان کي حڪم ڏئي ٿو توهان جي اولاد جي باري ۾ پٽ جو حصو ٻن ڌيئرن جي برابر آهي

فَاِنْ كُنَّ نِسَآءً فَوْقَ اثْنَتَيْنِ فَلَهُنَّ ثُلُثَا مَا تَرَكَ ۚ وَاِنْ

پوءِ جي فقط ڌيئرون آهن جيتوڻيڪ ٻن کان مٿي ته انهن کي ميراث جو ٻه ٽهايون ۽ جيڪڏهن

كَانَتْ وَاحِدَةً فَلَهَا النِّصْفُ ؕ وَلِاَبَوَيْهِ لِكُلِّ وَاحِدٍ مِّنْهُمَا

ڌيءُ هڪ هجي ته ان جو اڌ آهي ۽ فوتيءَ جي ماءُ ۽ پيءُ مان هر هڪ کي سنڌس ميراث

السُّدُسُ مِمَّا تَرَكَ اِنْ كَانَ لَهٗ وَلَدٌ ۚ فَاِنْ لَّمْ يَكُنْ لَّهٗ وَلَدٌ

جو ڇهون حصو جيڪڏهن کيس اولاد هجي پوءِ جيڪڏهن فوتيءَ کي اولاد نه هجي

وَّوَرِثَهٗٓ اَبَوٰهُ فَلِاُمِّهِ الثُّلُثُ ۚ فَاِنْ كَانَ لَهٗٓ اِخْوَةٌ فَلِاُمِّهِ

۽ ماءُ ۽ پيءُ وارث ڇڏيا ئين ته ماءُ جو ٽيون حصو پوءِ جيڪڏهن ان جا ڪيئي ڀاءُ ڀينر آهن ته پوءِ فوتي

السُّدُسُ مِنْۢ بَعْدِ وَصِيَّةٍ يُّوْصِيْ بِهَآ اَوْ دَيْنٍ ؕ اٰبَآؤُكُمْ

جي ماءُ جو ڇهون حصو بعد ان وصيت جي جو ڪري ويو ۽ قرض جي توهان جا پيءُ ۽

وَاَبْنَآؤُكُمْ لَا تَدْرُوْنَ اَيُّهُمْ اَقْرَبُ لَكُمْ نَفْعًا ؕ فَرِيْضَةً مِّنَ

توهان جا پٽ ڇا ڄاڻو ته جو ان هن مان ڪهڙو توهان جي ڪم گهڻو ايندو هي حصو مقرر آهي الله

منزل ۱

١٨ اجنبي، جن مان ڪو ميت جو وارث نه هجي.

١٩ ورهاست ڪرڻ کان اڳ ۾ اهو ڏيڻ مستحب آهي.

٢٠ هن ۾ سهڻو عذر، سهڻو واعدو ۽ چڱي دعا سڀ داخل آهن هن آيت ۾ ميت جي ڇڏيل مال مان غيروارث رشتيدارن، يتيمن ۽ مسڪينن ۾ ڪجهه صدقي طور ڏيڻ ۽ سهڻي ڳالهه چوڻ جو حڪم ڏنو ويو صحابه جي زماني ۾ ان تي عمل هو. محمد بن سيرين کان روايت آهي ته سندس والد ميراث جي ورهاست جي وقت هڪ ٻڪري ذبح ڪرائي کاڌو تيار ڪرايو ۽ رشتيدارن، يتيمن ۽ مسڪينن کي کارايو ۽ هيءَ آيت پڙهيائين.

ابن سيرين، انهيءَ مضمون کي عبيده سلمانيءَ کان به روايت ڪيو آهي. ان ۾ هي به آهي، چيائين ته جيڪڏهن هيءَ آيت نه آئي هجي ها ته اهو صدقو مان پنهنجي مال مان ڪريان ها.

ع ١٠ / ١٢

تيجهو جنهن کي سوئم چوندا آهن ۽ مسلمانن ۾ معمول آهي، سو به هن آيت جو اتباع آهي ته ان ۾ رشتيدارن، يتيمن ۽ مسڪينن تي صدقو ٿئي ٿو ۽ ڪلمي جو ختم ۽ قرآن پاڪ جي تلاوت ۽ دعا قول معروف آهي. هن ۾ ڪن ماڻهن کي اجايو اصرار ٿي ويو آهي جيڪي بزرگن جي هن ۾ عمل جو ماخذ ته تلاش نه ڪري سگهيا باوجود ان جي، جو ايترو صاف قرآن پاڪ ۾ موجود هو، پر انهن پنهنجيءَ راءِ کي دين ۾ دخل ڏنو ۽ چڱي ڪم جي روڪڻ تي اصرار ڪرڻ لڳا. الله هدايت ڪري.

٢١ وصيت ڪيل ۽ يتيمن جا وارث ۽ اهي ماڻهو، جيڪي موت جي وقت مرڻ وارن وٽ موجود هجن.

٢٢ ۽ مرڻ واري جي اولاد سان شفقت جي خلاف ڪا ڪارروائي نه ڪن، جنهن سان ان جي اولاد پريشان ٿئي.

٢٣ مريض وٽ، ان جي موت جي وقت ويٺهو موجود هجڻ وارن جي سڌي ڳالهه ته هيءَ آهي ته اُن کي صدقي ۽ وصيت ۾ هيءَ راءِ ڏين ته اهو ايتري مال جي وصيت ڪري، جنهن سان سندس اولاد مفلس ۽ تنگدست نه رهجي وڃي ۽ وصيت ڪيل ۽ وارث جي لاءِ سڌي ڳالهه هيءَ آهي ته اهي مرڻ واري جي اولاد سان سهڻي خلق سان ڳالهائن، جيئن پنهنجيءَ اولاد سان ڪندا آهن.

٢٤ يعني يتيمن جو مال ناحق کائڻ گويا باهه کائڻ آهي، ڇو ته اهو عذاب جو سبب آهي. حديث شريف ۾ آهي ته قيامت جي ڏينهن يتيمن جو مال کائڻ وارا هن طرح اٿاريا ويندا جو انهن جي قبرن مان ۽ انهن جي وات ۽ ڪنن مان دونهون نڪرندو هوندو ۽ ماڻهو تنهن کي سڃاڻيندا ته اهو يتيم جو مال کائڻ وارو آهي. ٢٥ ورثي جي متعلق. ٢٦ جيڪڏهن ميت پٽ ۽ ڌيئرون ٻئي ڇڏيا هجن ته پوءِ. ٢٧ يعني ڌيءَ جو حصو پٽ کان اڌ آهي ۽ جيڪڏهن مرڻ واري صرف ڇوڪرا ڇڏيا هجن ته سمورو مال انهن جو. ٢٨ يا ٻه؛ ٢٩ هن مان معلوم ٿيو ته جيڪڏهن فقط هڪ ڇوڪرو وارث رهيو ته سمورو مال ان جو ٿيندو، ڇو ته مٿي پٽ جو حصو ڌيئرن جي حصي کان ٻيڻو ٻڌايو ويو آهي. پوءِ جڏهن اڪيلي ڇوڪريءَ جو اڌ ٿيو ته اڪيلي پٽ جو اُن کان ٻيڻو ٿيو ۽ اهو سمورو مال آهي. ٣٠ توڙي ڇوڪرو هجي يا ڇوڪري، جو انهن مان هر هڪ کي اولاد چيو وڃي ٿو. ٣١ يعني صرف ماءُ پيءُ ڇڏي ۽ جيڪڏهن ماءُ پيءُ سان گڏ مڙس يا زال مان ڪنهن کي ڇڏيائين ته پوءِ ماءُ جو حصو مڙس جي حصي مان ڪڍڻ کان پوءِ جيڪو باقي بچي، ان جو ٽيون حصو ٿيندو ۽ نه سموري مان ٽيون حصو. ٣٢ سڳا توڙي ٻنگا (ماٽيلا). ٣٣ ۽ هڪ ئي ڀاءُ هجي ته اهو ماءُ جو حصو نه ٿو گهٽائي سگهي. ٣٤ ڇو ته وصيت ۽ قرض، ورثي جي ورهاست کان مقدم آهي ۽ قرض، وصيت تي به مقدم آهي، حديث شريف ۾ آهي ته اِنَّ الدَّيْنَ قَبْلَ الْوَصِيَّةِ. ٣٥ ان ڪري حصن جو مقرر ڪرڻ توهان جي راءِ تي نه ڇڏيائين.

اللّٰهِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ عَلِيْمًا حَكِيْمًا ﴿۱۱﴾ وَلَكُمْ نِصْفُ مَا تَرَكَ

جي طرف کان ۽ بيشڪ الله علم وارو حڪمت وارو آهي. ۽ توهان جون زالون جيڪي ڇڏي وڃن

اَزْوَاجُكُمْ اِنْ لَّمْ يَكُنْ لَّهُنَّ وَلَدٌ ۚ فَاِنْ كَانَ لَهُنَّ وَلَدٌ

ان مان توهان جو اڌ آهي جيڪڏهن انهن کي اولاد نه هجي پر جيڪڏهن انهن کي اولاد هجي ته انهن جي

فَلَكُمُ الرُّبُعُ مِمَّا تَرَكْنَ مِنْۢ بَعْدِ وَصِيَّةٍ يُّوْصِيْنَ بِهَآ

ترڪي مان توهان جي چوٿائي آهي وصيت کان پوءِ جيڪا ڪري ويون ۽ قرض ڪڍي ڪري

اَوْ دَيْنٍ ؕ وَلَهُنَّ الرُّبُعُ مِمَّا تَرَكْتُمْ اِنْ لَّمْ يَكُنْ لَّكُمْ وَلَدٌ ۚ

۽ زالن جي واسطي چوٿون حصو آهي ف٣٦ توهان جي ميراث مان، جيڪڏهن توهان جي اولاد نه هجي. پوءِ جي توهان

فَاِنْ كَانَ لَكُمْ وَلَدٌ فَلَهُنَّ الثُّمُنُ مِمَّا تَرَكْتُمْ مِّنْۢ بَعْدِ

کي اولاد هجي ته انهن جو اٺون حصو آهي ف٣٧ توهان جي ترڪي مان بعد وصيت جي جو توهان ڪري وڃو

وَصِيَّةٍ تُوْصُوْنَ بِهَآ اَوْ دَيْنٍ ؕ وَاِنْ كَانَ رَجُلٌ يُّوْرَثُ كَلٰلَةً

۽ قرض ڪڍي ڪري ۽ جيڪڏهن ڪنهن اهڙي مرد يا عورت جي ملڪيت ورهائجي ٿي جنهن

اَوِ امْرَاَةٌ وَّلَهٗٓ اَخٌ اَوْ اُخْتٌ فَلِكُلِّ وَاحِدٍ مِّنْهُمَا السُّدُسُ ۚ

ماءُ ۽ پيءُ ۽ اولاد ڪجهه نه ڇڏيو هجي ۽ ان کي ماٽيو ڀاءُ يا ڀيڻ آهي ته انهن مان هر هڪ کي ڇهون حصو پوءِ جي

فَاِنْ كَانُوْٓا اَكْثَرَ مِنْ ذٰلِكَ فَهُمْ شُرَكَآءُ فِى الثُّلُثِ مِنْۢ

اهي ڀاءُ ڀيڻ هڪ کان وڌيڪ آهن ته سمورا ٽهائي ۾ شريڪ آهن ف٣٨ ميت جي وصيت

بَعْدِ وَصِيَّةٍ يُّوْصٰى بِهَآ اَوْ دَيْنٍ ۙ غَيْرَ مُضَآرٍّ ۚ وَصِيَّةً مِّنَ اللّٰهِ ؕ

۽ قرض ڪڍي ڪري ؕ جنهن ۾ انهي نقصان نه پهچايو هجي ف٣٩ هي الله جو حڪم آهي

وَاللّٰهُ عَلِيْمٌ حَلِيْمٌ ﴿۱۲﴾ تِلْكَ حُدُوْدُ اللّٰهِ ؕ وَمَنْ يُّطِعِ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ

۽ الله ڄاڻندڙ، برد بار آهي. هي الله جون حدون آهن ۽ جيڪو حڪم مڃي الله ۽ الله جي رسول جو

يُدْخِلْهُ جَنّٰتٍ تَجْرِىْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ؕ

الله ان کي باغن ۾ داخل ڪندو جن جي هيٺان نهرون جاري آهن، هميشه ان ۾ رهندا ۽ اها ئي

وَذٰلِكَ الْفَوْزُ الْعَظِيْمُ ﴿۱۳﴾ وَمَنْ يَّعْصِ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ وَيَتَعَدَّ

وڏي ڪاميابي آهي ۽ جيڪو الله ۽ ان جي رسول جي نافرماني ڪري ۽ ان جون سموريون حدون

منزل ١

ف٣٦ گهرواري هڪ هجي يا گهڻيون. هڪ هوندي ته اها اڪيلي چوٿون حصو حاصل ڪندي. گهڻيون هونديون ته سڀ ان چوٿين حصي ۾ برابر شريڪ ٿينديون. گهرواري هڪ هجي يا گهڻيون هجن، حصو اهو ئي رهندو.

ف٣٧ توڙي گهرواري هڪ هجي يا گهڻيون هجن.

ف٣٨ ڇو ته اهي ماءُ جي رشتي جي ڪري حقدار ٿيا ۽ ماءُ ٽئين حصي کان وڌيڪ نٿي حاصل ڪري، ۽ انهي ڪري انهن ۾ مرد جو حصو عورت کان وڌيڪ نه آهي.

ف٣٩ پنهنجي وارثن کي ٽئين حصي کان وڌيڪ وصيت ڪري يا ڪنهن وارث جي حق ۾ وصيت ڪري.

مسئلا: فرائض جا وارث گهڻا ئي آهن. اصحاب الفرائض هي اهي ماڻهو آهن، جن جي لاءِ حصا مقرر آهن. مثلاً ڌيءُ هڪ هجي ته اڌ مال جي مالڪ، وڌيڪ هجن ته سڀني جي لاءِ ٻه ٽهايون پوٽي، پڙپوٽي ۽ انهن کان هيٺ جي هر پوٽي ميت جي اولاد نه هئڻ جي حالت ۾ ڌيءُ جي حڪم ۾ آهي، ۽ جيڪڏهن ميت هڪ ڌيءُ ڇڏي هجي ته اها هن سان گڏ ڇهون حصو حاصل ڪندي، ۽ جيڪڏهن ميت پٽ ڇڏيو ته ساقط ٿي ويندي ۽ ڪجهه حاصل نه ڪندي ۽ جيڪڏهن ميت ٻه ڌيئرون ڇڏيون ته پوءِ به پوٽي ساقط ٿيندي پر جيڪڏهن ان سان گڏ يا ان جي هيٺين درجي ۾ ڪو ڇوڪرو هوندو ته اهو ان کي عصبه بڻائيندو. سڳي ڀيڻ ميت جي پٽ يا پوٽي نه ڇڏڻ جي صورت ۾ ڌيئرن جي حڪم ۾ آهي. علاتي ڀينرون، جيڪي پيءُ ۾ شريڪ هجن ۽ سندن ماءُرون الگ الگ هجن، سي حقيقي ڀينرن جي نه هجڻ جي صورت ۾ انهن جي مثل آهن ۽ ٻنهي قسمن جون ڀينرون يعني علاتي ۽ حقيقي ميت جي ڌيءُ يا پوٽي سان گڏ عصبه ٿي وڃن ٿيون ۽ پٽ ۽ پوٽا ۽ ان جي ماتحت جا پوٽا پيءُ سان گڏ ساقط ۽ امام صاحب وٽ ڏاڏي سان گڏ به محروم آهن. ماٽيلا ڀائر ۽ ڀينرون، جيڪي فقط ماءُ ۾ شريڪ هجن تن مان هڪ هجي ته ڇهون حصو ۽ زياده هجن ته ٽيون حصو ۽ انهن ۾ مرد ۽ عورت برابر حصو حاصل ڪندا ۽ پٽ ۽ پوٽا ۽ ان کان ماتحت جا پوٽا، پيءُ ڏاڏي جي هوندي ساقط ٿي ويندا. پيءُ ڇهون حصو حاصل ڪندو جيڪڏهن ميت پٽ يا پوٽو يا ان کان هيٺ جا پوٽا ڇڏيا هجن، ۽ جيڪڏهن ميت ڌيءُ يا پوٽي يا هيٺ جي ڪا پوٽي ڇڏي هجي ته پوءِ پيءُ ڇهون حصو ۽ اهو باقي به حاصل ڪندو، جيڪو اصحاب الفرائض کي ڏيڻ کان پوءِ بچي. ڏاڏو يعني پيءُ جو پيءُ پيءُ جي نه هئڻ جي صورت ۾ پيءُ جي مثل آهي، سواءِ ان جي ته ماءُ کي باقي رهيل مال جي ٽئين حصي جي طرف رد نه ڪري سگهندو. ماءُ جو ڇهون حصو آهي، جيڪڏهن ميت پنهنجي اولاد يا پنهنجي پٽ جي اولاد يا پوٽي يا پڙپوٽي جي اولاد يا ڀاءُ ڀيڻ مان ٻه ڇڏيا هجن، توڙي اهي سڳا يا ٻاڙهجن يا ماٽيلا ۽ جيڪڏهن انهن مان ڪو به نه ڇڏيو هجي ته ماءُ سموري مال جو ٽيون حصو حاصل ڪندي ۽ جيڪڏهن ميت، مڙس يا زال ۽ ماءُ پيءُ ڇڏيا هجن ته ماءُ کي مڙس يا زال جي حصي ڏيڻ کان پوءِ باقي بچيل مال جو ٽيون حصو ملندو ۽ جده جو ڇهون حصو آهي، توڙي اها ماءُ جي طرف کان هجي يعني ناني يا پيءُ جي طرف کان هجي يعني ڏاڏي هڪ هجي يا گهڻيون هجن ۽ ويجهي، پري واريءَ لاءِ حاجب ٿي وڃي ٿي ۽ ماءُ هر هڪ جده کي محجوب ڪري ٿي ۽ پيءُ جي طرف جون ڏاڏيون پيءُ جي هجڻ سان محجوب ٿين ٿيون. ان صورت ۾ ڪجهه نه ملندو. مڙس چوٿون حصو حاصل ڪندو جيڪڏهن ميت پنهنجي پٽ يا پنهنجي پوٽي، پڙپوٽي وغيره جو اولاد ڇڏي هجي ۽ جيڪڏهن ان قسم جو اولاد نه ڇڏي هجي ته پوءِ مڙس اڌ حاصل ڪندو. زال ميت جي ۽ ان جي پٽ، پوٽي وغيره جي اولاد هجڻ جي صورت ۾ اٺون حصو حاصل ڪندي ۽ نه هئڻ جي صورت ۾ چوٿون حصو. عصبات:- اهي وارث آهن، جن جي لاءِ ڪو حصو مقرر نه آهي. اصحاب الفرائض کان جيڪو باقي بچي ٿو، اهو حاصل ڪن ٿا. انهن ۾ سڀني کان وڌيڪ حقدار پٽ، پوءِ هيٺ جا پوٽا، پوءِ پيءُ، پوءِ ڏاڏو، پوءِ آبائي سلسلو، ان ۾ جيستائين ڪو لڌو وڃي، پوءِ سڳا ڀائر، پوءِ ويڳا يعني ڀيٽا ڀائر، پوءِ سڳي ڀاءُ جو پٽ، پوءِ پيءُ شريڪ ڀاءُ جو پٽ، پوءِ چاچو، پوءِ پيءُ جو چاچو، پوءِ ڏاڏي جو چاچو، پوءِ آزاد ڪرڻ وارو، پوءِ ان جا ترتيبوار عصبات. جن عورتن جو حصو اڌ يا ٻه ٽهايون آهن، سي پنهنجن ڀائرن سان گڏ عصبه ٿي وڃن ٿيون ۽ جيڪي اهڙيون نه هجن، سي نه. ذوي الارحام:- اصحاب الفرائض ۽ عصبات کان علاوه جيڪي مائٽ آهن، سي ذوي الارحام ۾ داخل آهن ۽ انهن جي ترتيب عصبات وانگر آهي.

حُدُوْدَهٗ يُدْخِلْهُ نَارًا خَالِدًا فِيْهَا ۖ وَلَهٗ عَذَابٌ مُّهِيْنٌ ﴿١٤﴾ وَالّٰتِيْ

اورانگھي ته الله كيس باھ ۾ داخل كندو جنھن ۾ هميشه رهندو ۽ ان جي واسطي خواري جو عذاب آهي ف٤٠

يَأْتِيْنَ الْفَاحِشَةَ مِنْ نِّسَآئِكُمْ فَاسْتَشْهِدُوْا عَلَيْهِنَّ اَرْبَعَةً

۽ توهان جي زالن مان جيكي بدكاري كن انهن تي خاص پنهنجن مان ف٤١ چئن مردن جي

مِّنْكُمْ ۚ فَاِنْ شَهِدُوْا فَاَمْسِكُوْهُنَّ فِي الْبُيُوْتِ حَتّٰى يَتَوَفّٰهُنَّ

شاهدي وٺو، پوءِ جيكڏهن شاهدي ڏين ته پوءِ انهن عورتن كي گهرن ۾ بند ركو ف٤٢ ايستائين

الْمَوْتُ اَوْ يَجْعَلَ اللّٰهُ لَهُنَّ سَبِيْلًا ﴿١٥﴾ وَالَّذٰنِ يَاْتِيٰنِهَا مِنْكُمْ فَاٰذُوْهُمَا ۚ

جو انهن كي موت ماري يا الله انهن جي واسطي كا ٻي واٽ پيدا كري. ف٤٣ ۽ توهان مان جيكي مرد ۽

فَاِنْ تَابَا وَاَصْلَحَا فَاَعْرِضُوْا عَنْهُمَا ۗ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ تَوَّابًا رَّحِيْمًا ﴿١٦﴾

عورتون اهڙو كم كن ته انهن كي تكليف ڏيو ف٤٤ پوءِ جيكڏهن اهي توبه كن ۽ نيك ٿي وڃن ته انهن جو پيڇو ڇڏيو بيشك

اِنَّمَا التَّوْبَةُ عَلَى اللّٰهِ لِلَّذِيْنَ يَعْمَلُوْنَ السُّوْٓءَ بِجَهَالَةٍ ثُمَّ

الله وڏو توبه قبول كندڙ مهربان آهي. ف٤٥ اها توبه جنهن جو قبول كرڻ الله پنهنجي فضل جي ذمي لازم كيو آهي سا

يَتُوْبُوْنَ مِنْ قَرِيْبٍ فَاُولٰٓئِكَ يَتُوْبُ اللّٰهُ عَلَيْهِمْ ۗ وَكَانَ اللّٰهُ

انهن جي آهي جيكي ناداني مان برائي كري وينا پوءِ تڪڙي دير ۾ توبه كري ورتي ف٤٦ اهڙن تي الله پنهنجي رحمت سان رجوع

عَلِيْمًا حَكِيْمًا ﴿١٧﴾ وَلَيْسَتِ التَّوْبَةُ لِلَّذِيْنَ يَعْمَلُوْنَ السَّيِّاٰتِ ۚ

كري ٿو ۽ الله علم وحكمت وارو آهي. ۽ اها توبه انهن جي لاءِ نه آهي جيكي گناهن ۾ رڌل رهندا آهن ف٤٧

حَتّٰٓى اِذَا حَضَرَ اَحَدَهُمُ الْمَوْتُ قَالَ اِنِّيْ تُبْتُ الْـٰٔنَ وَلَا الَّذِيْنَ

ايستائين جو انهن مان كنهن كي موت اچي ته چوي ته هاڻي مون توبه كئي ف٤٨ ۽ نه انهن جي جيكي كافر

يَمُوْتُوْنَ وَهُمْ كُفَّارٌ ۭ اُولٰٓئِكَ اَعْتَدْنَا لَهُمْ عَذَابًا اَلِيْمًا ﴿١٨﴾ يٰٓاَيُّهَا

ٿي مرن، انهن جي لاءِ اسان دردناك عذاب تيار كري ركيو آهي ف٤٩ اي ايمان وارؤ

الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا يَحِلُّ لَكُمْ اَنْ تَرِثُوا النِّسَآءَ كَرْهًا ۭ وَلَا تَعْضُلُوْهُنَّ

توهان كي حلال نه آهي جو عورتن جا وارث ٿي وڃو زبردستي ف٥٠ ۽ عورتن كي نه روكيو

لِتَذْهَبُوْا بِبَعْضِ مَآ اٰتَيْتُمُوْهُنَّ اِلَّآ اَنْ يَّاْتِيْنَ بِفَاحِشَةٍ مُّبَيِّنَةٍ ۚ

هن نيت سان جو انهن كي ڏنل مهر مان كجھ واپس وٺو ف٥١ مگر ان صورت ۾ جو كا كليل بي حيائي جو كم كن ف٥٢

ع ٢ ١٣

منزل ١

ف٤٠ جو ڌ سيني حدن كان تجاوز كرڻ وارو كافر آهي. ان كري ته مؤمن كيترو به گنهگار هجي، ايمان جي حد كان نٿو لنگهندو.

ف٤١ يعني مسلمانن مان.

ف٤٢ ته اهي بدكاري نه كري سگهن.

ف٤٣ يعني حد مقرر فرمائي يا توبه ۽ نكاح جي توفيق ڏئي. جيكي مفسرهن آيت ۾ اَلْفَاحِشَةَ (بدكاري) مان زنا مراد وٺن ٿا، سي چون ٿا ته بندركڻ جو حكم حدن نازل ٿيڻ كان اڳ هو. حدن سان گڏ منسوخ كيو ويو (خازن، جلالين ۽ احمدي).

ف٤٤ جھڻكيو، ڌمكايو، ٻُرو چئو، شرم ڏياريو ۽ كلاهڻو (جلالين، مدارك ۽ خازن وغيره).

ف٤٥ حسن جو قول آهي ته زنا جي پهرين سزا ايذاءُ مقرر كئي ويئي، پوءِ حبس (قيد)، پوءِ كوڙا هڻڻ يا سنگسار كرڻ. ابن بحر جو قول آهي ته پهرين آيت وَالّٰتِيْ يَاْتِيْنَ انهن عورتن جي باري ۾ آهي، جيكي عورتن سان بدكاري كن ٿيون ۽ ٻي آيت وَالَّذٰنِ ڇوكري بازي كرڻ وارن جي باري ۾ آهي ۽ زاني ۽ مزنيه جو حكم سورة نور ۾ بيان فرمايو ويو. انهن تقدير تي هي آيتون غير منسوخ آهن ۽ انهن ۾ امام ابوحنيفه رحمة الله عليه جي لاءِ دليل ظاهر آهي ان تي جو اهو فرمائي ٿو ته ڇوكري بازي ۾ تعزير آهي، حد نه آهي.

ف٤٦ ضحاك جو قول آهي ته جيكا توبه موت كان اڳ كئي وڃي اها قريب آهي.

ف٤٧ ۽ توبه ۾ دير كندا وڃن ٿا.

ف٤٨ توبه جي قبوليت جو واعدو، جيئن مٿين آيت ۾ گذريو، سو اهڙن ماڻهن جي لاءِ نه آهي. الله مالك آهي، جيكي چاهي سو كري، انهن جي توبه قبول كري يا نه كري، بخشي يا عذاب فرمائي سندس مرضي آهي (احمدي).

ف٤٩ هن مان معلوم ٿيو ته موت جي وقت كافر جي توبه ۽ ان جو ايمان مقبول نه آهي.

ف٥٠ شان نزول:- جاهليت جي زماني ۾ ماڻهو مال وانگر پنهنجي مائٽن جي گهر وارين جا به وارث ٿي ويندا هئا. پوءِ جيكڏهن مرضي هوندي هين ته سواءِ مهر جي انهن كي پنهنجي نكاح ۾ ركندا هئا يا كنهن ٻئي سان شادي كرائي ڇڏيندا هئا ۽ پاڻ مهر وٺي ڇڏيندا هئا، يا انهن كي قيد ۾ ركندا هئا ته جيكو ورثو انهن حاصل كيو آهي، سو ڏيئي آزادي حاصل كن يا مري وڃن ته پوءِ هي انهن جا وارث ٿي وڃن. مطلب ته اهي عورتون بلكل سندن هٿن ۾ مجبور هونديون هيون ۽ پنهنجي اختيار سان كجھ به نه كري سگهنديون هيون. ان رسم كي ختم كرڻ جي لاءِ هيءَ آيت نازل ٿي.

ف٥١ حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو، هيءَ ان جي متعلق آهي، جيكو پنهنجي گهر واريءَ كان نفرت ركندو هجي ۽ ان كري بد سلوكي كندو هجي ته عورت پريشان ٿي مهر واپس كري ڇڏي يا ڇڏي ڏئي. ان جي الله تعالىٰ منع فرمائي. هڪ قول هيءُ آهي ته ماڻهو عورت كي طلاق ڏيندا هئا، وري موٽائيندا هئا، وري طلاق ڏيندا هئا. اهڙيءَ طرح اُن كي معلق ركندا هئا ته نه اهي ويچاريون انهن وٽ آرام لهنديون هيون ۽ نه ٻي جاءِ رهڻ جي بند وبست كرڻ جو موقعو ملندو هئن. اُن كي منع فرمايو ويو. هڪ قول هيءُ آهي ته ميت جي وارثن كي خطاب آهي ته اهي پنهنجي مورث جي گهر واريءَ كي نه روكين.

ف٥٢ مڙس جي نافرماني يا اُن جي گهر وارن كي ايذاءُ ۽ بد زباني يا حرامكاري اهڙي كا حالت هجي ته ان كي اجازت (خلع گهرڻ ۾) ڏيڻ ۾ مضائقو نه آهي.

وَعَاشِرُوْهُنَّ بِالْمَعْرُوْفِ ۚ فَاِنْ كَرِهْتُمُوْهُنَّ فَعَسٰۤى اَنْ تَكْرَهُوْا

۽ انهن ساڻ چڱو سلوڪ ڪريو؛ ٥٣ پوءِ جيڪڏهن اهي توهان کي پسند نه اچن ٥٤ ته ٿي سگهي ٿو ته ڪا شيءِ توهان کي پسند نه هجي

شَيْـًٔا وَّيَجْعَلَ اللّٰهُ فِيْهِ خَيْرًا كَثِيْرًا ﴿١٩﴾ وَاِنْ اَرَدْتُّمُ اسْتِبْدَالَ زَوْجٍ

۽ الله ان ۾ گهڻي ڀلائي رکي. ٥٥ ۽ جيڪڏهن توهان هڪڙي زال جي بدران ٻي آڻڻ چاهيو ٥٦ ۽ ان کي

مَّكَانَ زَوْجٍ ۙ وَّاٰتَيْتُمْ اِحْدٰىهُنَّ قِنْطَارًا فَلَا تَاْخُذُوْا مِنْهُ شَيْـًٔا ؕ

ڍير سارو مال ڏيئي چڪا آهيو ٥٧ ته ان مان ڪجهه به واپس نه وٺو ٥٨ ڇا ان کي واپس وٺندؤ

اَتَاْخُذُوْنَهٗ بُهْتَانًا وَّاِثْمًا مُّبِيْنًا ﴿٢٠﴾ وَكَيْفَ تَاْخُذُوْنَهٗ وَقَدْ اَفْضٰى

بهتان مڙهي ۽ کليل گناهه سان. ٥٩ ۽ ڪيئن ان کي واپس وٺندؤ حالانڪ توهان هڪ ٻئي جي سامهون ٻي

بَعْضُكُمْ اِلٰى بَعْضٍ وَّاَخَذْنَ مِنْكُمْ مِّيْثَاقًا غَلِيْظًا ﴿٢١﴾ وَلَا تَنْكِحُوْا مَا

پرده ٿي چڪو ۽ اهي توهان کان پڪو عهد وٺي چڪيون. ٦٠ ۽ ابي ڏاڏي جي زال سان نڪاح ڪيو ٦١

نَكَحَ اٰبَآؤُكُمْ مِّنَ النِّسَآءِ اِلَّا مَا قَدْ سَلَفَ ؕ اِنَّهٗ كَانَ فَاحِشَةً وَّمَقْتًا ؕ

مگر جيڪي ٿي گذريو بيشڪ اهو بي حيائي ٦٢ ۽ ڏمر جو ڪم آهي ۽ نهايت بري

وَسَآءَ سَبِيْلًا ﴿٢٢﴾ حُرِّمَتْ عَلَيْكُمْ اُمَّهٰتُكُمْ وَبَنٰتُكُمْ وَاَخَوٰتُكُمْ وَعَمّٰتُكُمْ

وات آهي. ٦٣ حرام ٿيون توهان تي توهان جو مائرون ٦٤ ۽ ڌيئرون ٦٥ ۽ ڀينرون ۽ ڦڦيون ۽ ماسيون

وَخٰلٰتُكُمْ وَبَنٰتُ الْاَخِ وَبَنٰتُ الْاُخْتِ وَاُمَّهٰتُكُمُ الّٰتِيْۤ اَرْضَعْنَكُمْ

۽ ڀائٽيون ۽ ڀاڻيجون ٦٦ ۽ توهان جون مائرون جن توهان کي کير پياريو ٦٧ ۽ ٿڃ شريڪ

وَاَخَوٰتُكُمْ مِّنَ الرَّضَاعَةِ وَاُمَّهٰتُ نِسَآئِكُمْ وَرَبَآئِبُكُمُ الّٰتِيْ فِيْ حُجُوْرِكُمْ

ڀينرون ۽ توهان جي زالن جون مائرون ٦٨ ۽ انهن جون ڌيئرون جيڪي توهان جي جهولي ۾ آهن ٦٩ انهن زالن کان

مِّنْ نِّسَآئِكُمُ الّٰتِيْ دَخَلْتُمْ بِهِنَّ ۫ فَاِنْ لَّمْ تَكُوْنُوْا دَخَلْتُمْ بِهِنَّ فَلَا

جن سان توهان صحبت ڪري چڪا آهيو پوءِ جيڪڏهن توهان انهن سان صحبت ڪئي نه هجي ته انهن جي ڌيئرن ۾ ڪو حرج ناهي

جُنَاحَ عَلَيْكُمْ ۫ وَحَلَآئِلُ اَبْنَآئِكُمُ الَّذِيْنَ مِنْ اَصْلَابِكُمْ ۙ وَاَنْ تَجْمَعُوْا

٧٠ ۽ توهان جي نسلي پٽن جون زالون ٧١ ۽ ٻه ڀينرون

بَيْنَ الْاُخْتَيْنِ اِلَّا مَا قَدْ سَلَفَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا ﴿٢٣﴾

گڏ ڪرڻ ٧٢ مگر جيڪي ٿي گذريو. بيشڪ الله بخشڻ وارو مهربان آهي.

ع ٣ ٨ ١٤

٥٣ ڪاڻ، ڦهراڻ، ڳالهه ٻولهه ۽ زوجيت جي امور ۾. ٥٤ بد خلقيءَ يا صورت پسند نه هئڻ جي ڪري. پوءِ صبر ڪريو ۽ جدائي نه گهرو. ٥٥ صالح ڇوڪرو وغيره. ٥٦ يعني هڪ کي طلاق ڏيئي ٻيءَ سان نڪاح ڪرڻ. ٥٧ هن آيت مان گهڻي مهر مقرر ڪرڻ جي جائز هجڻ تي دليل ورتو ويو آهي. حضرت عمر رضي الله عنه منبر تي چڙهي فرمايو ته عورتن جو مهر گهڻو نه وڌايو هڪڙيءَ عورت هيءَ آيت پڙهي چيو ته اي ابن خطاب! الله اسان کي ڏئي ٿو ۽ تون منع ٿو ڪرين!؟ اُن تي اميرالمؤمنين رضي الله عنه فرمايو ”اي عمر! تو کان هر شخص وڌيڪ سمجهدار آهي“ جيڪو چاهيو مقرر ڪريو. سبحان الله! رسول جي خليفي جي انصاف جو شان ۽ نفس شريف جي پاڪائي. رَزَقَنَا اللّٰهُ تَعَالٰى اِتِّبَاعَهٗ. آمين. ٥٨ ڇو ته جدائي توهان جي طرف کان آهي. ٥٩ هي جاهلن جي اُن فعل جو رد آهي ته جڏهن انهن کي ڪا ٻي عورت پسند ايندي هئي ته اهي پنهنجي گهرواريءَ تي تهمت لڳائيندا هئا ته اها ان کان پريشان ٿي، جيڪو ڪجهه وٺي چُڪي آهي سو واپس ڪري. ان طريقي کي هن آيت ۾ منع فرمايائين ۽ ڪوڙ ۽ گناهه ٻڌايائين. ٦٠ اهو واعدو الله تعالىٰ جو هي ارشاد آهي فَاِمْسَاكٌۢ بِمَعْرُوْفٍ اَوْ تَسْرِيْحٌۢ بِاِحْسَانٍ. مسئلو: صحيح خلوت ڪرڻ سان مهر مؤڪد ٿي وڃي ٿو، هيءَ آيت ان تي دليل آهي. ٦١ جيئن جاهليت جي زماني ۾ رواج هو ته پنهنجي ماءُ کان سواءِ پيءُ کان پوءِ ان جي ٻيءَ زال يعني ٻڳي ماءُ کي پٽ زال ڪري ڇڏيندو هو. ٦٢ ڇو ته پيءُ جي زال ماءُ جي منزل تي آهي، چيو ويو آهي ته نڪاح مان جماع مراد آهي. هن مان ثابت ٿيو ته پيءُ جي جماع ڪيل (جنهن سان ان صحبت ڪئي هجي، توڙي نڪاح ڪري يا زنا جي طريقي سان يا ٻانهي هجي، اهو ان جو مالڪ هجي، تن مان هر صورت ۾) سان سندس پٽ جو نڪاح حرام آهي. ٦٣ هاڻي ان کان پوءِ جنهن قدر عورتون حرام آهن، تن جو بيان فرمايو وڃي ٿو، اُنهن مان ست ته نسب کان حرام آهن. ٦٤ ۽ هر اها عورت جنهن ڏانهن پيءُ يا ماءُ جي ذريعي سان نسب رجوع ڪندو هجي يعني ڏاڏيون ۽ نانيون، توڙي ويجهيون مائرون هجن يا پري جون، سڀ مائرون آهن ۽ پنهنجي ماءُ جي حڪم ۾ داخل آهن. ٦٥ پوٽيون ۽ ڏوهٽيون ڪنهن به درجي جون هجن، ڌيئرن ۾ داخل آهن. ٦٦ هي سڀ سڳيون هجن يا نه هجيون. اُنهن کان پوءِ انهن عورتن جو بيان ڪيو وڃي ٿو، جيڪي ڪنهن سبب کان حرام آهن. ٦٧ کير جا رشتا: کير پيارڻ جي مدت ۾ ٿورو کير پيتو وڃي يا گهڻو، ان سان حُرمت متعلق ٿئي ٿي. کير پيارڻ جي مُدت حضرت امام ابوحنيفه رضي الله عنه وٽ ٽيهه مهينا آهي ۽ صاحبين وٽ ٻه سال آهن. کير پيارڻ جي مُدت کان پوءِ جيڪو کير پيتو وڃي ان سان حُرمت متعلق نه ٿي ٿئي. الله تعالىٰ رضاعت (کير پيارڻ) کي نسب جي قائم مقام ڪيو آهي ۽ کير پيارڻ واريءَ کي کير پيئندڙ جي ماءُ ۽ اُن جي ڇوڪريءَ کي ان جي ڀيڻ فرمايائين. اهڙيءَ طرح کير پيارڻ واريءَ جو مڙس، کير پيئندڙ جو پيءُ ۽ ان جو پيءُ کير پيئندڙ جو ڏاڏو ۽ ان جي ڀيڻ ان جي ڦڦي ۽ ان جو هر ٻار جيڪو کير پيارڻ واريءَ کان سواءِ ڪنهن ٻيءَ زال مان به هجي، توڙي کير پيارڻ کان اڳ پيدا ٿيو يا ان کان پوءِ، اهي سڀ ان جا ماٽيلا ڀائر ۽ ڀينرون آهن ۽ کير پيارڻ واريءَ جي ماءُ، ان جي ناني، ان جي ڀيڻ، ان جي ماسي ۽ ان مڙس مان ان جا جيڪي ٻار پيدا ٿين، سي کير پيئندڙ جا رضائي ڀائر ۽ ڀينرون آهن ۽ ان مڙس کان علاوه ٻئي مڙس مان جيڪي هجن اُهي اُن جا ماٽيلا ڀائر ۽ ڀينرون. ان ۾ اصل هيءَ حديث آهي ته رضاع سان اهي سڀ رشتا حرام ٿي وڃن ٿا، جيڪي نسب سان حرام آهن. ان ڪري کير پيئندڙ تي ان جا رضاعي ماءُ پيءُ ۽ انهن جا نسبي ۽ رضاعي اصل ۽ فرع سڀ حرام آهن. ٦٨ هتان کان سهري ۽ سس هجڻ جي محرمات جو بيان آهي سي ٿي ذڪر فرمايون ويون: گهروارين جون مائرون، گهروارن جون ڌيئرون ۽ پٽن جون گهرواريون. گهروارين جون مائرون صرف نڪاح جي عقد سان حرام ٿي وڃن ٿيون، توڙي اُهي گهرواريون مدخول هجن يا غير مدخول يعني انهن سان صحبت ٿي هجي يا نه ٿي هجي. ٦٩ گود ۾ هجڻ غالب حال جو بيان آهي، حُرمت جي لاءِ شرط نه آهي. ٧٠ اُنهن جي مائرن سان طلاق يا موت وغيره جي ذريعي سان صحبت کان اڳ جدائي ٿيڻ جي صورت ۾ انهن سان نڪاح ڪرڻ جائز آهي. ٧١ هن مان هنج وارا ٻار نڪري ويا. اُنهن جي عورتن سان نڪاح جائز آهي ۽ رضاعي پٽ جي گهرواري به حرام آهي ڇو ته اها نسبيءَ جي حڪم ۾ آهي ۽ پوٽا، پڙپوٽا پٽن ۾ داخل آهن. ٧٢ اهو به حرام آهي توڙي ٻنهي ڀينرن سان نڪاح جي ذريعي جماع ڪيو وڃي يا ملڪ يمين جي ذريعي سان جماع ڪرڻ ۾. حديث شريف ۾ ڦڦي ۽ ڀائٽي ۽ ماسي ۽ ڀاڻيجي جو نڪاح

وَّالْمُحْصَنٰتُ مِنَ النِّسَآءِ اِلَّا مَا مَلَكَتْ اَيْمَانُكُمْ ۚ كِتٰبَ

۽ حرام آهن مڙسن واريون زالون مگر ڪافرن جون جيڪي توهان جي ملڪيت ۾ اچي وڃن ٧٣ هيءُ الله جو

اللّٰهِ عَلَيْكُمْ ۚ وَاُحِلَّ لَكُمْ مَّا وَرَآءَ ذٰلِكُمْ اَنْ تَبْتَغُوْا بِاَمْوَالِكُمْ

لکيل آهي توهان تي ۽ انهن ٧٤ کان سواءِ جيڪي رهيون اهي توهان کي حلال آهن جو پنهنجي مال جو عيوض طلب ڪيو

مُّحْصِنِيْنَ غَيْرَ مُسٰفِحِيْنَ ؕ فَمَا اسْتَمْتَعْتُمْ بِهٖ مِنْهُنَّ

قيد آڻيندي ٧٥ نه پاڻي ڪيرائيندي ٧٦ پوءِ جن عورتن کي نڪاح ۾ آڻڻ گهرو

فَاٰتُوْهُنَّ اُجُوْرَهُنَّ فَرِيْضَةً ؕ وَلَا جُنَاحَ عَلَيْكُمْ فِيْمَا تَرٰضَيْتُمْ

انهن کي سندن مقرر مهر ڏيو ۽ طئي ٿيڻ کان پوءِ جيڪڏهن توهان جي پاڻ ۾ رضامندي ٿي وڃي

بِهٖ مِنْ بَعْدِ الْفَرِيْضَةِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ عَلِيْمًا حَكِيْمًا ﴿٢٤﴾ وَمَنْ

ته ان ۾ ڪو گناهه نه آهي ٧٧ بيشڪ الله علم ۽ حڪمت وارو آهي. ۽ توهان

لَّمْ يَسْتَطِعْ مِنْكُمْ طَوْلًا اَنْ يَّنْكِحَ الْمُحْصَنٰتِ الْمُؤْمِنٰتِ فَمِنْ

۾ بي طاقتي جي سبب جن جي نڪاح ۾ آزاد عورتون ايمان واريون نه هجن ته انهن سان نڪاح ڪري

مَّا مَلَكَتْ اَيْمَانُكُمْ مِّنْ فَتَيٰتِكُمُ الْمُؤْمِنٰتِ ؕ وَاللّٰهُ اَعْلَمُ بِاِيْمَانِكُمْ ؕ

جيڪي توهان جي هٿ جي ملڪيت آهن ايمان واريون ٻانهيون ٧٨ ۽ الله توهان جي ايمان کي خوب ڄاڻي ٿو،

بَعْضُكُمْ مِّنْۢ بَعْضٍ ۚ فَانْكِحُوْهُنَّ بِاِذْنِ اَهْلِهِنَّ وَاٰتُوْهُنَّ

توهان هڪٻئي مان آهيو ته انهن سان نڪاح ڪريو ٧٩ سندن مالڪن جي اجازت سان ٨٠ ۽ دستور موجب انهن

اُجُوْرَهُنَّ بِالْمَعْرُوْفِ مُحْصَنٰتٍ غَيْرَ مُسٰفِحٰتٍ وَّلَا مُتَّخِذٰتِ

جا مهر انهن کي ڏيو ٨١ قيد ۾ آندل نه مستي ڪندڙ ۽ نه يار بڻائيندڙ ٨٢

اَخْدَانٍ ۚ فَاِذَآ اُحْصِنَّ فَاِنْ اَتَيْنَ بِفَاحِشَةٍ فَعَلَيْهِنَّ

جڏهن اهي قيد ۾ اچي وڃن ٨٣ پوءِ برو ڪم ڪن ته انهن تي ان سزا جو اڌ آهي

نِصْفُ مَا عَلَى الْمُحْصَنٰتِ مِنَ الْعَذَابِ ؕ ذٰلِكَ لِمَنْ خَشِيَ

جيڪا آزاد عورتن تي آهي ٨٤ هيءُ ٨٥ انهيءَ جي واسطي جنهن کي توهان مان زنا جو انديشو هجي

الْعَنَتَ مِنْكُمْ ؕ وَاَنْ تَصْبِرُوْا خَيْرٌ لَّكُمْ ؕ وَاللّٰهُ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿٢٥﴾ ع

۽ صبر ڪرڻ توهان جي لاءِ ڀلو آهي ٨٦ ۽ الله بخشڻهار مهربان آهي.



۾ گڏ ڪرڻ به حرام فرمايو ويو ۽ ضابطو هيءُ آهي ته نڪاح ۾ هر اهڙين ٻن عورتن جو گڏ ڪرڻ حرام آهي، جن مان هر هڪ کي مرد فرض ڪرڻ سان ٻي ان جي لاءِ حلال نه ٿئي. جيئن پڦي ۽ ڀائٽي، تن مان جيڪڏهن پڦي کي مرد فرض ڪيو وڃي ته چاچو ٿيو ڀائٽي ان تي حرام آهي ۽ اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ڀائٽيءَ کي مرد فرض ڪيو وڃي ته ڀائٽيو ٿيو، پڦيءَ اُن تي حرام ٿي. حُرمت ٻنهي طرفن آهي ۽ جيڪڏهن هڪ طرف کان هجي ته گڏ ڪرڻ حرام نه ٿيندو جيئن عورت ۽ ان جي مڙس جي ڌيءَ، اُنهن ٻنهيءَ کي گڏ ڪرڻ حلال آهي، ڇوته مڙس جي ڌيءَ کي مرد فرض ڪيو وڃي ته ان جي لاءِ پيءُ جي گهرواري حرام رهي ٿي مگر ٻئي طرف کان اها ڳالهه نه آهي يعني مڙس جي گهرواريءَ کي جيڪڏهن مرد فرض ڪيو وڃي ته اهو اجنبي ٿيندو ۽ ڪو رشتو ئي نه رهندو.

٧٣ گرفتار ٿي ڪري پنهنجن مڙسن کان سواءِ اهي توهان جي لاءِ فارغ ٿيڻ کان پوءِ حلال آهن، جيتوڻيڪ دار الحرب ۾ اُنهن جا مڙس موجود هجن، ڇوته اختلاف دارين جي ڪري انهن جي مڙسن کان جدا ٿي چُڪيون. شان نزول:- حضرت ابوسعيد خدري رضي الله تعالیٰ عنه فرمايو، اسان هڪ ڏينهن گهڻيون قيدي عورتون حاصل ڪيون، جن جا مڙس دار الحرب ۾ موجود هُئا. اسان انهن سان قربت ڪرڻ بابت سيّد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن کان مسئلو معلوم ڪرڻ لاءِ عرض پيش ڪيو. اُن تي هيءُ آيت نازل ٿي.

٧٤ ذڪر ڪيل محرمات.

٧٥ نڪاح سان يا ملڪ يمين سان. هن آيت مان ڪيترائي مسئلا ثابت ٿيا. مسئلو:- نڪاح ۾ مهر ضروري آهي. مسئلو:- جيڪڏهن مهر مقرر نه ڪيو ويو هجي، تڏهن به واجب ٿئي ٿو. مسئلو:- مهر مال ئي ٿئي ٿو، نه خدمت ۽ تعليم وغيره ۽ جيڪي شيون مال نه آهن. مسئلو:- ايترو ٿورو جنهن کي مال نه چيو وڃي، مهر هجڻ جي صلاحيت نه ٿو رکي.

حضرت جابر ۽ حضرت علي المرتضیٰ رضی الله عنهما کان روايت آهي ته مهر جو گهٽ مقدار ڏهه درهم آهن، ان کان گهٽ نه ٿو ٿي سگهي.

٧٦ هِن مان حرامڪاري مراد آهي ۽ ان تعبير ۾ تنبيهه آهي ته زاني صرف شهوت راني ڪري ۽ مستي ڪيدي ٿو ۽ ان جو فعل، صحيح غرض ۽ سٺي مقصد کان خالي ٿئي ٿو، نه اولاد حاصل ڪرڻ، نه نسل ۽ نسب محفوظ رکڻ، نه پنهنجي نفس کي حرام کان بچائڻ. انهن مان ڪا ڳالهه مدِنظر نه ٿي ٿئي. اهو پنهنجي نطفي ۽ مال کي ضايع ڪري دين ۽ دنيا جي نوٽي ۾ گرفتار ٿئي ٿو. ٧٧ توڙي عورت مقرر ٿيل مهر مان گهٽ ڪري يا بلڪل بخشي ڇڏي يا مرد مهر جو مقدار اڃا زياده ڪري. ٧٨ يعني مسلمانن جون ايماندار ٻانهيون، ڇوته نڪاح پنهنجيءَ ٻانهيءَ سان نه ٿو ٿئي، سا بغير نڪاح جي پنهنجي مالڪ جي لاءِ حلال آهي. معنيٰ هيءُ آهي ته جيڪو شخص آزاد مؤمنه سان نڪاح جي طاقت ۽ وسعت نه رکندو هجي، سو ايماندار ٻانهيءَ سان نڪاح ڪري. هيءُ ڳالهه عار جي نه آهي. مسئلو:- جيڪو شخص آزاد سان نڪاح جي وسعت رکندو هجي، تنهن کي به مسلمان ٻانهيءَ سان نڪاح ڪرڻ جائز آهي. هي مسئلو هن آيت ۾ ته نه آهي مگر مٿين آيت وَاُحِلَّ لَكُمْ مَّا وَرَآءَ ذٰلِكُمْ مان ثابت آهي. مسئلو:- اهڙيءَ طرح ڪتابيه ٻانهيءَ سان به نڪاح جائز آهي ۽ مؤمنه سان افضل ۽ مستحب آهي، جيئن هِن آيت مان ثابت ٿيو. ٧٩ هيءَ ڪا عار جي ڳالهه نه آهي. فضيلت ايمان سان آهي، انهيءَ کي ڪافي سمجهو. ٨٠ مسئلو:- هِن مان معلوم ٿيو ته ٻانهيءَ کي پنهنجي مالڪ جي اجازت کان سواءِ نڪاح ڪرڻ جو حق نه آهي. ساڳيءَ طرح غلام کي. ٨١ جيتوڻيڪ مالڪ اُنهن جي مهر جا مولیٰ آهن، پر ٻانهين کي ڏيڻ مولیٰ کي ئي ڏيڻ آهي، ڇوته اهي پاڻ ۽ جيڪو ڪجهه انهن جي قبضي ۾ هجي، سڀ موليٰ جي ملڪيت آهي يا هيءُ معنيٰ آهي ته اُنهن جي مالڪن جي اجازت سان اُنهن کي مهر ڏيو. ٨٢ يعني ظاهري يا ڳُجهي، ڪنهن به طرح بدڪاري نه ٿيون ڪن. ٨٣ ۽ مڙسن واريون ٿي وڃن. ٨٤ جيڪي مڙسن واريون نه هجن يعني پنجاهه ڪوڙا، ڇوته آزاد جي لاءِ سؤ ڪوڙا آهن ۽ ٻانهين کي رجم نه ٿو ڪيو وڃي، ڇوته اڌ واڌ ٿي نه ٿو سگهي. ٨٥ ٻانهيءَ سان نڪاح ڪرڻ.

يُرِيْدُ اللّٰهُ لِيُبَيِّنَ لَكُمْ وَ يَهْدِيَكُمْ سُنَنَ الَّذِيْنَ مِنْ

اللّٰه چاهي ٿو ته پنهنجا احڪام توهان جي واسطي بيان ڪري ۽ توهان کي اڳين جون عادتون ٻڌائي ف٨٧ ۽

قَبْلِكُمْ وَ يَتُوْبَ عَلَيْكُمْ ؕ وَ اللّٰهُ عَلِيْمٌ حَكِيْمٌ ﴿٢٦﴾ وَ اللّٰهُ يُرِيْدُ اَنْ

۽ توهان تي پنهنجي رحمت سان رجوع فرمائي ۽ الله علم وارو ۽ حڪمت وارو آهي. ۽ الله توهان تي پنهنجي رحمت سان

يَّتُوْبَ عَلَيْكُمْ ۟ وَ يُرِيْدُ الَّذِيْنَ يَتَّبِعُوْنَ الشَّهَوٰتِ اَنْ تَمِيْلُوْا

رجوع فرمائڻ چاهي ٿو، ۽ جيڪي پنهنجي مزن جي پٺيان لڳل آهن اهي گهرن ٿا ته توهان سڌي واٽ کان گهڻو جدا

مَيْلًا عَظِيْمًا ﴿٢٧﴾ يُرِيْدُ اللّٰهُ اَنْ يُّخَفِّفَ عَنْكُمْ ۚ وَ خُلِقَ الْاِنْسَانُ

ٿي وڃو. ف٨٨ الله چاهي ٿو ته توهان تي هلڪائي ڪري ف٨٩ ۽ انسان کي ڪمزور ٺاهيو

ضَعِيْفًا ﴿٢٨﴾ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَاْكُلُوْۤا اَمْوَالَكُمْ بَيْنَكُمْ

ويو ف٩٠ اي ايمان وارؤ پاڻ ۾ هڪٻئي جو مال ناحق نه

بِالْبَاطِلِ اِلَّاۤ اَنْ تَكُوْنَ تِجَارَةً عَنْ تَرَاضٍ مِّنْكُمْ ۟ وَ

کائو ف٩١ مگر هي ته ڪو سودو توهان جو هڪٻئي جي رضامندي سان هجي ف٩٢ ۽

لَا تَقْتُلُوْۤا اَنْفُسَكُمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ بِكُمْ رَحِيْمًا ﴿٢٩﴾ وَ مَنْ

پنهنجي پاڻ کي قتل نه ڪريو ف٩٣ بيشڪ الله توهان تي مهربان آهي. ۽ جيڪو ظلم

يَّفْعَلْ ذٰلِكَ عُدْوَانًا وَّ ظُلْمًا فَسَوْفَ نُصْلِيْهِ نَارًا ؕ وَ كَانَ ذٰلِكَ

۽ زيادتي سان ايئن ڪندو ته جلدي اسان ان کي باهه ۾ داخل ڪنداسين، ۽ اهو الله تي

عَلَى اللّٰهِ يَسِيْرًا ﴿٣٠﴾ اِنْ تَجْتَنِبُوْا كَبَآئِرَ مَا تُنْهَوْنَ عَنْهُ نُكَفِّرْ

سولو آهي. جيڪڏهن بچندا رهو وڏن گناهن کان جن جي توهان کي منع آهي ف٩٤ ته توهان جا

عَنْكُمْ سَيِّاٰتِكُمْ وَ نُدْخِلْكُمْ مُّدْخَلًا كَرِيْمًا ﴿٣١﴾ وَ لَا تَتَمَنَّوْا

ٻيا گناهه ف٩٥ اسان بخشي ڇڏينداسي ۽ توهان کي عزت جي جاءِ ڏينداسي. ۽ اُن جي سڌ نه ڪيو

مَا فَضَّلَ اللّٰهُ بِهٖ بَعْضَكُمْ عَلٰى بَعْضٍ ؕ لِلرِّجَالِ نَصِيْبٌ

جنهن سان الله توهان مان هڪڙي کي ٻئي تي فضيلت ڏني ف٩٦ مردن جي لاءِ سندن ڪمائي مان

مِّمَّا اكْتَسَبُوْا ؕ وَ لِلنِّسَآءِ نَصِيْبٌ مِّمَّا اكْتَسَبْنَ ؕ وَ سْئَلُوا اللّٰهَ

حصو آهي ۽ عورتن جي واسطي انهن جي ڪمائيءَ مان حصو ف٩٧ ۽ الله کان سندس

ف٨٦ ٻانهيءَ سان نڪاح ڪرڻ کان ڇوته ان مان اولاد مملوڪ پيدا ٿيندي.

ف٨٧ نبين ۽ صالحن جون.

ف٨٨ ۽ حرام ۾ مبتلا ٿي ڪري انهن وانگر ٿي وڃو.

ف٨٩ ۽ پنهنجي فضل سان احڪام آسان ڪري.

ف٩٠ ان کي عورتن ۽ شهوتن کان صبر ڏکيو آهي. حديث شريف ۾ آهي حضور سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو ته عورتن ۾ ڀلائي نه آهي ۽ انهن جي طرفان صبر به نه ٿو ٿي سگهي. نيڪن تي اُهي غالب اچن ٿيون ۽ بڇڙا انهن تي غالب اچن ٿا.

ف٩١ چوري، خيانت، غصب، جُوا، وياج. جيترا به حرام طريقا آهن، سڀ ناحق آهن ۽ سڀني جي منع ٿيل آهي.

ف٩٢ اهو توهان جي لاءِ حلال آهي.

ف٩٣ اهڙا ڪم اختيار ڪري، جيڪي دنيا ۽ آخرت ۾ هلاڪت جو سبب هجن، اُن ۾ مسلمانن کي قتل ڪرڻ به اچي ويو ۽ مؤمن جو قتل پنهنجو ئي قتل آهي ڇو ته سمورا مؤمن هڪ نفس وانگر آهن. مسئلو:- هن آيت مان خودڪشيءَ جي حُرمت به ثابت ٿي ۽ نفس جي تابعداري ڪري حرام ۾ مبتلا ٿيڻ به پنهنجو پاڻ کي هلاڪ ڪرڻ آهي.

ف٩٤ ۽ جن تي سزا آئي، يعني عذاب جي ڌمڪي ڏني وئي، مثل قتل، زنا ۽ چوري وغيره جي.

ف٩٥ صغيرا گناهه. مسئلو:- ڪفر ۽ شرڪ ته نه بخشيو ويندو جيڪڏهن ماڻهو انهيءَ (ڪفر ۽ شرڪ) تي مري ويو (الله جي پناهه)، باقي سمورا گناهه صغيرا هجن يا ڪبيرا، الله جي مشيت ۾ آهن، چاهي اُنهن تي عذاب ڪري يا معاف فرمائي.

ف٩٦ توڙي دنيا جي ڪري يا دين جي ڪري، جو پاڻ ۾ حسد ۽ بغض نه پيدا ٿئي. حسد نهايت بڇڙي صفت آهي. حسد وارو جڏهن ٻين کي سُٺي حال ۾ ته ڏسندو آهي ته ڏهن پنهنجي لاءِ اُن جي خواهش ڪندو آهي ۽ ان سان گڏ هي به چاهيندو آهي ته اُن جو ڀاءُ ان نعمت کان محروم ٿي وڃي. اهو منع ٿيل آهي. ٻانهي کي گهرجي ته الله جي تقدير تي راضي رهي. ان جنهن ٻانهي کي جيڪا فضيلت ڏني آهي توڙي دولت ۽ شاهوڪاريءَ جي يا ديني منصبن ۽ درجن جي، سا اُن جي حڪمت آهي.

شان نزول:- جڏهن ميراث جي آيت ۾ لِلذَّكَرِ مِثْلُ حَظِّ الْاُنْثَيَيْنِ نازل ٿيو ۽ ميت جي ترڪي ۾ مرد جو حصو عورت کان ٻيڻو مقرر ڪيو ويو. تنهن تي مردن چيو ته اسان کي اميد آهي ته آخرت ۾ نيڪين جو ثواب به اسان کي عورتن کان ٻيڻو ملندو ۽ ۽ عورتن چيو ته اسان کي اميد آهي ته گناهه جو عذاب، اسان کي مردن کان اڌ ٿيندو. اُن تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ هن ۾ ٻڌايو ويو ته الله تعالىٰ جنهن کي جيڪو فضل ڏنو اهو عين حڪمت آهي. ٻانهي کي گهرجي ته اهو ان جي قضا تي راضي رهي.

ف٩٧ هر هڪ کي سندس عملن جي جزا. شان نزول:- ام المؤمنين حضرت ام سلمه رضي الله تعالىٰ عنها فرمايو ته اسان به جيڪڏهن مرد هجون ها ته جهاد ڪريون ها ۽ مردن وانگر جان فدا ڪرڻ جو وڏو ثواب حاصل ڪريون ها. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ انهن کي تسڪين ڏني وئي ته جيڪڏهن مرد جهاد سان ثواب حاصل ڪري سگهن ٿا ته پوءِ عورتون پنهنجي مڙسن جي فرمانبرداري ۽ پاڪدامنيءَ سان ثواب حاصل ڪري سگهن ٿيون.

مِنْ فَضْلِهٖ ؕ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ بِكُلِّ شَیْءٍ عَلِیْمًا ﴿۳۲﴾ وَلِكُلٍّ جَعَلْنَا
فضل طلب ڪيو. بيشڪ الله سڀ ڪجھ ڄاڻي ٿو. ۽ سڀني لاءِ سان سمورن جي وارث مقرر ڪيا
مَوَالِیَ مِمَّا تَرَكَ الْوَالِدٰنِ وَالْاَقْرَبُوْنَ ؕ وَالَّذِیْنَ عَقَدَتْ اَیْمَانُكُمْ
مال جا مستحق بڻايا آهن جيڪي ڇڏي وڃن ماءُ پيءُ ۽ قرابت وارا ۽ جن سان توهان جو قسم ۽ ساعهد ٿي چڪو ٩٨
فَاٰتُوْهُمْ نَصِیْبَهُمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ عَلٰی كُلِّ شَیْءٍ شَهِیْدًا ﴿۳۳﴾ اَلرِّجَالُ
انهن کي سندن حصو ڏيو. بيشڪ هر شيءِ الله جي سامهون آهي.
قَوّٰمُوْنَ عَلَی النِّسَآءِ بِمَا فَضَّلَ اللّٰهُ بَعْضَهُمْ عَلٰی بَعْضٍ وَّبِمَآ
مرد حاڪم آهن عورتن تي ٩٩ ان ڪري جو الله انهن مان هڪڙي کي ٻئي تي فضيلت ڏني ١٠٠
اَنْفَقُوْا مِنْ اَمْوَالِهِمْ ؕ فَالصّٰلِحٰتُ قٰنِتٰتٌ حٰفِظٰتٌ لِّلْغَیْبِ بِمَا
۽ ان ڪري ته مردن انهن تي پنهنجو مال خرچ ڪيو ١٠١ ته نيڪ بخت عورتون ادب واريون آهن
حَفِظَ اللّٰهُ ؕ وَالّٰتِیْ تَخَافُوْنَ نُشُوْزَهُنَّ فَعِظُوْهُنَّ وَاهْجُرُوْهُنَّ
مڙس جي پٺيان حفاظت رکنديون آهن ١٠٢ جيئن الله حفاظت جو حڪم ڏنو ۽ توهان کي جن عورتن جي نافرماني جو
فِی الْمَضَاجِعِ وَاضْرِبُوْهُنَّ ۚ فَاِنْ اَطَعْنَكُمْ فَلَا تَبْغُوْا عَلَیْهِنَّ
انديشو هجي ١٠٣ ته انهن کي سمجهايو ۽ انهن کان جدا سمهو ۽ انهن کي ماريو ١٠٤ پوءِ جي اهي توهان جي فرمان ۾ اچي وڃن
سَبِیْلًا ؕ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ عَلِیًّا كَبِیْرًا ﴿۳۴﴾ وَاِنْ خِفْتُمْ شِقَاقَ بَیْنِهِمَا
ته انهن تي زيادتي جي ڪا به واٽ نه گوليو بيشڪ الله بلند وڏو آهي ١٠٥ ۽ جيڪڏهن توهان کي مڙس ۽ زال جي
فَابْعَثُوْا حَكَمًا مِّنْ اَهْلِهٖ وَحَكَمًا مِّنْ اَهْلِهَا ۚ اِنْ یُّرِیْدَآ
جهيڙي جو خوف هجي ١٠٦ ته هڪڙو امين مڙس وارن جي طرف مان موڪليو ۽ هڪڙو امين عورت وارن جي طرف مان ١٠٧ جيڪڏهن
اِصْلَاحًا یُّوَفِّقِ اللّٰهُ بَیْنَهُمَا ؕ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ عَلِیْمًا خَبِیْرًا ﴿۳۵﴾
اهي ٻئي صلح ڪرائڻ چاهيندا ته الله انهن ۾ موافقت ڪري ڇڏيندو، بيشڪ الله ڄاڻڻ وارو خبردار آهي ١٠٨
وَاعْبُدُوا اللّٰهَ وَلَا تُشْرِكُوْا بِهٖ شَیْـًٔا وَّبِالْوَالِدَیْنِ اِحْسَانًا
۽ الله جي عبادت ڪريو ۽ ڪنهن کي به ان ۾ شريڪ نه ٺاهيو ١٠٩ ۽ ماءُ پيءُ سان ڀلائي ڪريو ١١٠
وَّبِذِی الْقُرْبٰی وَالْیَتٰمٰی وَالْمَسٰكِیْنِ وَالْجَارِ ذِی الْقُرْبٰی
۽ مائٽن ١١١ ۽ يتيمن ۽ محتاجن ١١٢ ۽ ويجهي پاڙي وارن



ع ٥ ٨ ٢

٩٨ هن مان عقد موالات مراد آهي. ان جي صورت هيءَ آهي ته ڪو مجهول النسب ٻئي ڪنهن کي هي چوي ته تون منهنجو مولىٰ ٿيندين، مان مري وڃان ته پوءِ تون منهنجو وارث ٿيندين ۽ مان ڪو گناهه ڪريان ته ان جي چٽي تو کي ڏيڻي پوندي، ٻيو چوي مون قبول ڪيو. انهيءَ صورت ۾ هيءَ عقد صحيح ٿي وڃي ٿو ۽ قبول ڪرڻ وارو وارث بڻجي وڃي ٿو ۽ چٽي به اُن تي اچي وڃي ٿي ۽ ٻيو به انهيءَ وانگر مجهول النسب هجي ۽ ايئن ئي چوي ۽ هي به قبول ڪري ڇڏي ته پوءِ هر هڪ ٻئي جو وارث ۽ ان جي چٽيءَ جو ذميدار رهي ٿو.

هيءَ عقد ثابت آهي. صحابه رضي الله عنهم ان جا قائل آهن.

٩٩ پوءِ عورتن کي اُنهن جي فرمانبرداري لازم آهي ۽ مردن کي حق آهي ته اهي عورتن تي رعيت وانگر حڪومت ڪن ۽ اُنهن جي مصلحتن، تدبيرن، ادب ۽ حفاظت جي سرانجامي ڏين.

شان نزول :- حضرت سعد بن ربيع پنهنجي گهرواري حبيبه کي ڪنهن خطا تي چپات هنئي، سندس والد تنهن کي سيدعالم صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ وٺي ويو ۽ سندس مڙس جي شڪايت ڪيئي، ان باب ۾ هيءَ آيت نازل ٿي.

١٠٠ يعني مردن کي عورتن تي عقل دانائي، جهاد ۽ نبوت، خلافت، امامت، آذان، خطبو، جماعت، جمعو، تڪبير تشريق قصاص ۽ حدن جي شاهدي ۽ ورثي ۾ ٻيڻي حصي ۽ ڏيڻ ڪرڻ ۽ نڪاح وطلاق جي مالڪ هجڻ ۽ نسبن جي انهن ڏانهن نسبت ڪرڻ ۽ نماز ۽ روزن جي ڪامل طور تي قابل هجڻ سان گڏ ته انهن جي لاءِ ڪو اهڙو زمانو آهي جو نماز ۽ روزي جي قابل نه هجن ۽ ڏاڙهين ۽ پٽڪن سان فضيلت ڏني.

١٠١ مسئلو:- هن آيت مان معلوم ٿيو ته عورتن جو خرچ مردن تي واجب آهي.

١٠٢ پنهنجي پاڪدامنيءَ ۽ مڙسن جي گهر، مال ۽ انهن جي رازجي.

١٠٣ انهن کي مڙس جي نافرماني ۽ ان جي تابعداري نه ڪرڻ ۽ ان جي حقن جو لحاظ نه رکڻ جا نتيجا سمجهايو، جيڪي دنيا ۽ آخرت ۾ پيش اچن ٿا ۽ الله جي عذاب کان خوف ڏياريو ۽ ٻڌايو ته اسان جو توهان تي شرعًا حق آهي ۽ اسان جي تابعداري توهان تي فرض آهي. جيڪڏهن ان تي به نه مڃين.

١٠٤ هلڪو ڌڪ. ١٠٥ ۽ توهان گناهه ڪريو ٿا، پوءِ به اهو توهان جي دعا قبول فرمائي ٿو. پوءِ توهان جي قبضي هيٺ عورتون جيڪڏهن قصور ڪرڻ کان پوءِ معافي گهرن ته توهان کي اوليٰ طريقي سان معاف ڪرڻ گهرجي ۽ الله جي قدرت ۽ بلنديءَ جو لحاظ رکي ظلم کان پري رهڻ گهرجي. ١٠٦ ۽ توهان ڏسو ته سمجهائڻ، الڳ سمهڻ، مارڻ ڪجھ به ڪارآمد نه ٿيو ۽ ٻنهيءَ جي نااتفاقي ختم نه ٿي. ١٠٧ جو ته ماڻهو پنهنجن رشتيدارن جي گهرو حالات کان واقف ٿيندا آهن ۽ زال مڙس جي وچ ۾ موافقت جي خواهش به رکندا آهن ۽ فريقين کي انهن تي اطمينان به ٿيندو آهي ۽ انهن سان پنهنجي دل جي ڳالهه ۾ تأمل به نه ٿيندو آهي. ١٠٨ ڄاڻي ٿو ته زال ۽ مڙس ۾ ظالم ڪير آهي. مسئلو:- فيصلي وارن کي زال ۽ مڙس ۾ جدائي ڪري ڇڏڻ جو اختيار نه آهي. ١٠٩ نه جاندار کي نه بي جان کي، نه ان جي ربوبيت ۾ نه ان جي عبادت ۾. ١١٠ ادب ۽ تعظيم سان اُنهن جي خدمت ۾ تيار رهڻ ۽ انهن تي خرچ ڪرڻ ۾ گهٽتائي نه ڪريو. مسلم شريف جي حديث آهي، سيدعالم صلى الله عليه وسلم جن ٽي ڀيرا فرمايو ۽ اُن جو نڪ مٽيءَ ۾ پيل. حضرت ابوهريره عرض گذاريو ڪنهن جو يارسول الله! فرمايائون جنهن پنهنجا ماءُ پيءُ پوڙها لڌا يا انهن مان هڪ کي لڌائين ۽ جنتي نه ٿيو. ١١١ حديث شريف ۾ آهي ته رشتيدارن سان سهٺي سلوڪ ڪرڻ وارن جي عمر ڊگهي ۽ رزق ڪشادو ٿئي ٿو. (بخاري ۽ مسلم) ١١٢ حديث شريف: سيدعالم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو مان ۽ يتيم جي سرپرستيءَ وارو ايئن ٿينداسين جيئن شهادت آڱر ۽ وچين آڱر (بخاري شريف). حديث:- سيدعالم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو ته بيوه ۽ مسڪين جي امداد ۽ خبرگيري ڪرڻ وارو مجاهد في سبيل الله وانگر آهي.

وَالْجَارِ الْجُنُبِ وَالصَّاحِبِ بِالْجَنْۢبِ وَابْنِ السَّبِيْلِ ۙ وَمَا مَلَكَتْ

۽ پري جي پاڙي وارن [113] ۽ پاسي جي ساٿي [114] ۽ مسافر [115] ۽ پنهنجي ٻانهي

اَيْمَانُكُمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَا يُحِبُّ مَنْ كَانَ مُخْتَالًا فَخُوْرَاۙ ﴿۳۶﴾ الَّذِيْنَ

۽ غلام سان [116] بيشڪ الله کي چڱو نٿو لڳي ڪوئي به پاڻ پڏائڻ ۽ وڏائي ڪندڙ [117] جيڪي پاڻ

يَبْخَلُوْنَ وَيَاْمُرُوْنَ النَّاسَ بِالْبُخْلِ وَيَكْتُمُوْنَ مَاۤ اٰتٰىهُمُ

بخيلي ڪن ۽ ٻين کي بخيلي جي واسطي چون [118] ۽ الله انهن کي جيڪي پنهنجي

اللّٰهُ مِنْ فَضْلِهٖ ؕ وَاَعْتَدْنَا لِلْكٰفِرِيْنَ عَذَابًا مُّهِيْنًا ۚ ﴿۳۷﴾ وَ

فضل سان ڏنو آهي ان کي لڪائين [119] ۽ ڪافرن جي واسطي اسان ذلت جو عذاب تيار ڪري رکيو آهي.

الَّذِيْنَ يُنْفِقُوْنَ اَمْوَالَهُمْ رِئَآءَ النَّاسِ وَلَا يُؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ

۽ جيڪي پنهنجو مال ماڻهن کي ڏيکارڻ جي واسطي خرچ ڪندا آهن [120] ۽ ايمان نٿا آڻين

وَلَا بِالْيَوْمِ الْاٰخِرِ ؕ وَمَنْ يَّكُنِ الشَّيْطٰنُ لَهٗ قَرِيْنًا فَسَآءَ قَرِيْنًا ﴿۳۸﴾

الله تي ۽ نه قيامت تي ۽ جنهن جو ساٿي شيطان ٿيو [121] ته ڪهڙو نه

وَمَاذَا عَلَيْهِمْ لَوْ اٰمَنُوْا بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ وَاَنْفَقُوْا مِمَّا

بڇڙو ساٿي آهي. ۽ انهن جو ڪهڙو نقصان ٿئي ها جيڪڏهن ايمان آڻين ها الله ۽ قيامت جي ڏينهن تي

رَزَقَهُمُ اللّٰهُ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ بِهِمْ عَلِيْمًا ﴿۳۹﴾ اِنَّ اللّٰهَ لَا يَظْلِمُ

۽ الله جي ڏنيءَ مان ان جي واٽ ۾ خرچ ڪن ها [122] ۽ الله انهن کي ڄاڻي ٿو، بيشڪ الله

مِثْقَالَ ذَرَّةٍ ۚ وَاِنْ تَكُ حَسَنَةً يُّضٰعِفْهَا وَيُؤْتِ مِنْ

ذري برابر به ظلم نه فرمائيندو آهي، ۽ جيڪڏهن ڪا چڱائي هجي ته اها ٻيڻي ڪندو آهي ۽ پنهنجي

لَّدُنْهُ اَجْرًا عَظِيْمًا ﴿۴۰﴾ فَكَيْفَ اِذَا جِئْنَا مِنْ كُلِّ اُمَّةٍۭ بِشَهِيْدٍ

طرف کان وڏو ثواب ڏيندو آهي. پوءِ ڪيئن هوندو جڏهن اسان هر امت مان هڪڙو شاهد آڻينداسي. [123]

وَّجِئْنَا بِكَ عَلٰى هٰۤؤُلَآءِ شَهِيْدًا ؕ﴿۴۱﴾ يَوْمَئِذٍ يَّوَدُّ الَّذِيْنَ

۽ توکي انهن سمورن تي شاهد ۽ نگهبان ڪري آڻيون [124] انهي ڏينهن تمنا ڪندا، اهي جن ڪفر ڪيو

كَفَرُوْا وَعَصَوُا الرَّسُوْلَ لَوْ تُسَوّٰى بِهِمُ الْاَرْضُ ؕ وَلَا يَكْتُمُوْنَ

۽ رسول جي نافرماني ڪئي، ڪاش ڪين مٿي ۾ پوري زمين برابر ڪئي وڃي



[113] سيّد عالم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته جبرئيل مون کي سدائين پاڙيسرين سان احسان ڪرڻ جو تاڪيد ڪندو رهيو ان حد تائين جو گمان ٿيندو هو ته انهن کي وارث قرار ڏيندو (بخاري ۽ مسلم).

[114] يعني گهر واري يا جيڪا صحبت ۾ رهي يا سفر جو رفيق هجي يا گڏ پڙهي يا مجلس ۽ مسجد ۾ برابر ويهي.

[115] ۽ مسافر ۽ مهمان. حديث: جيڪو الله ۽ قيامت جي ڏينهن تي ايمان رکي، اُن کي گهرجي ته مهمان جي عزت ڪري (بخاري ۽ مسلم).

[116] ته اُنهن کي اُنهن جي طاقت کان وڌيڪ تڪليف نه ڏيو ۽ سخت ڪلامي نه ڪريو ۽ کاڌو ۽ ڪپڙو ضرورت مطابق ڏيو. حديث: رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته بد خلق جنت ۾ داخل نه ٿيندو (ترمذي شريف).

[117] تڪبر ڪارا پاڻ پڏائيندڙ، جيڪي رشتيدارن ۽ پاڙيسرين کي ذليل سمجهن.

[118] بخل هيءُ آهي ته پاڻ کائي، ٻين کي نه ڏئي. بخيلي هيءَ آهي ته نه کائي، نه کارائي، سخا هيءَ آهي ته پاڻ به کائي ۽ ٻين کي به کارائي، جود هيءُ آهي ته پاڻ نه کائي ۽ ٻين کي کارائي.

شان نزول:- هيءَ آيت يهودين جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪي سيّد عالم صلي الله عليه وسلم جن جي صفت بيان ڪرڻ ۾ بخل ڪندا هئا ۽ لڪائيندا هئا.

مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته علم کي لڪائڻ مذموم آهي.

[119] حديث شريف ۾ آهي ته الله تعاليٰ کي پسند آهي ته ٻانهي تي ان جي نعمت ظاهر ٿئي.

مسئلو:- الله جي نعمت جو اظهار سچائي سان هجي ته اهو به شڪر آهي ۽ ان ڪري ماڻهو کي پنهنجي حيثيت مطابق جائز لباس ۾ بهتر لباس ڍڪڻ مستحب آهي.

[120] بخيلي کان پوءِ بيجا خرچ ڪرڻ جي برائي بيان ڪئي وڃي ٿي ته جيڪي ماڻهو فقط نمائش ۽ نالي جي واسطي خرچ ڪن ٿا ۽ الله جي رضا سندن مقصد نه آهي، جيئن مشرڪ ۽ منافق، اهي به انهن جي حڪم ۾ آهن جن جو حڪم مٿي گذري ويو.

[121] دنيا ۽ آخرت ۾. دنيا ۾ ته هن طرح ته اهو شيطاني ڪم ڪري ان کي خوش ڪندو رهيو ۽ آخرت ۾ هن طرح ته هر ڪافر هڪ شيطان سان گڏ باهه جي زنجير ۾ جڪڙيل هوندو. (خازن). [122] ان ۾ سراسر سندن ئي نفعو هو. [123] ان نبي کي ۽ اهو پنهنجي امت جي ايمان، ڪفر، نفاق ۽ سمورن ڪمن جي شاهدي ڏي: ڇو ته نبي سڳورا پنهنجي امت جي عملن کان باخبر هوندا آهن. [124] جو توهان نبين جا نبي آهيو ۽ سمورا جهان وارا توهان جي امت.

اللّٰهَ حَدِیۡثًا ﴿۴۲﴾ یٰۤاَیُّهَا الَّذِیۡنَ اٰمَنُوۡا لَا تَقۡرَبُوا الصَّلٰوةَ وَاَنۡتُمۡ

لڪائي نه سگھندا. ف۱۲۵ اي ايمان وارؤ نشي جي حالت ۾ نماز کي ويجھا نه

سُکٰرٰی حَتّٰی تَعۡلَمُوۡا مَا تَقُوۡلُوۡنَ وَلَا جُنُبًا اِلَّا عَابِرِیۡ

وڃو ف۱۲۶ جيستائين جو اوهان جي هوش نه ٿي، ۽ نه ناپاڪائي جي حالت ۾ بغير غسل جي مگر

سَبِیۡلٍ حَتّٰی تَغۡتَسِلُوۡا ؕ وَاِنۡ کُنۡتُمۡ مَّرۡضٰۤی اَوۡ عَلٰی سَفَرٍ

مسافري ۾ ف۱۲۷ ۽ جيڪڏهن توهان بيمار هجو ف۱۲۸ يا سفر ۾ يا توهان مان ڪو

اَوۡ جَآءَ اَحَدٌ مِّنۡکُمۡ مِّنَ الۡغَآئِطِ اَوۡ لٰمَسۡتُمُ النِّسَآءَ فَلَمۡ

قضاحاجت کان آيو هجي ف۱۲۹ يا توهان عورتن کي هٿ لاتو هجي ف۱۳۰ ۽ پاڻي نه لهو ف۱۳۱

تَجِدُوۡا مَآءً فَتَیَمَّمُوۡا صَعِیۡدًا طَیِّبًا فَامۡسَحُوۡا بِوُجُوۡهِکُمۡ

ته پاڪ مٽي مان تيمم ڪريو ف۱۳۲ پوءِ پنهنجي منهن ۽ هٿن جو مسح ڪريو ف۱۳۳ بيشڪ

وَاَیۡدِیۡکُمۡ ؕ اِنَّ اللّٰهَ کَانَ عَفُوًّا غَفُوۡرًا ﴿۴۳﴾ اَلَمۡ تَرَ اِلَی الَّذِیۡنَ

الله معاف ڪندڙ بخشيندڙ آهي. ڇا تو انهن کي نه ڏٺو جن کي ڪتاب مان

اُوۡتُوۡا نَصِیۡبًا مِّنَ الۡکِتٰبِ یَشۡتَرُوۡنَ الضَّلٰلَةَ وَیُرِیۡدُوۡنَ

هڪ حصو مليو ف۱۳۴ گمراهي خريدن ٿا ف۱۳۵ ۽ چاهن ٿا ته ف۱۳۶ توهان به رستي کان

اَنۡ تَضِلُّوا السَّبِیۡلَ ؕ ﴿۴۴﴾ وَاللّٰهُ اَعۡلَمُ بِاَعۡدَآئِکُمۡ ؕ وَکَفٰی بِاللّٰهِ

ڀٽڪي وڃو ۽ الله خوب ڄاڻي ٿو توهان جي دشمنن کي ف۱۳۷ ۽ الله ڪافي آهي والي ف۱۳۸

وَلِیًّا ٝ٘ وَّکَفٰی بِاللّٰهِ نَصِیۡرًا ﴿۴۵﴾ مِنَ الَّذِیۡنَ هَادُوۡا یُحَرِّفُوۡنَ

ڪافي آهي الله مددگار ڪجھ يهودي ڪلمن کي انهن جي جاءِ کان

الۡکَلِمَ عَنۡ مَّوَاضِعِهٖ وَیَقُوۡلُوۡنَ سَمِعۡنَا وَعَصَیۡنَا وَاسۡمَعۡ

ڦيرائيندا آهن ف۱۳۹ ۽ ف۱۴۰ چوندا آهن اسان ٻڌو ۽ نه مڃيو ۽ ف۱۴۱ ٻڌ، تون ٻڌايو

غَیۡرَ مُسۡمَعٍ وَّرَاعِنَا لَیًّۢا بِاَلۡسِنَتِهِمۡ وَطَعۡنًا فِی الدِّیۡنِ ؕ وَلَوۡ

نه وڃين ف۱۴۲ ۽ راعنا چوندا آهن ف۱۴۳ زبان کي موڙ ڏيئي ف۱۴۴ دين ۾ طعني جي لاءِ ف۱۴۵ ۽ جيڪڏهن

اَنَّهُمۡ قَالُوۡا سَمِعۡنَا وَاَطَعۡنَا وَاسۡمَعۡ وَانۡظُرۡنَا لَکَانَ خَیۡرًا

اهي ف۱۴۶ چون ها ته اسان ٻڌو ۽ مڃيو ۽ حضور اسان جي ڳالهه ٻڌو ۽ حضور اسان تي نظر فرمايو ته انهن جي واسطي

منزل ۱

ع ۶ ۹ ۳

ف۱۲۵ ڇو ته جڏهن اهي پنهنجي خطا کان ڦرندا ۽ قسم کڻي چوندا ته اسان مُشرڪ نه هئاسون ۽ اسان خطا نه ڪئي هئي ته انهن جي وات تي مُهر لڳائي ويندي ۽ انهن جي عضون ۽ جوارح کي ڳالهائڻ جي طاقت ڏني ويندي، اهي انهن جي خلاف شاهدي ڏيندا.

ف۱۲۶ شان نزول:- حضرت عبدالرحمٰن بن عوف صحابيؓ جي هڪ جماعت جي دعوت ڪئي، ان ۾ ڪاڌي کائڻ کان پوءِ شراب پيش ڪيو ويو. ڪن پيتو، ڇو ته ان وقت تائين شراب حرام نه ٿيو هو. پوءِ مغرب جي نماز پڙهيائون، امام نشي ۾ قُلۡ يٰۤاَيُّهَا الۡكَافِرُوۡنَ اَعۡبُدُ مَا تَعۡبُدُوۡنَ وَاَنۡتُمۡ عَابِدُوۡنَ مَاۤ اَعۡبُدُ پڙهي ويو ۽ ٻنهي جاين تي "لَا" ڇڏي ويو، نشي ۾ خبر نه پيس، ۽ معنيٰ فاسد ٿي وئي. اُن تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ انهن کي نشي جي حالت ۾ نماز پڙهڻ کان منع فرمايو ويو. پوءِ مسلمانن نماز جي وقتن ۾ شراب پيئڻ ڇڏي ڏنو، ان کان پوءِ شراب بلڪل حرام ڪيو ويو. مسئلو: هن مان ثابت ٿيو ته ماڻهو نشي جي حالت ۾ ڪفر جو ڪلمو زبان تي آڻڻ سان ڪافر نه ٿو ٿئي. اُن ڪري ته قُلۡ يٰۤاَيُّهَا الۡكٰفِرُوۡنَ ۾ ٻنهي جاين ۾ لَا جو ڇڏڻ ڪفر آهي، پر اُن حالت ۾ به حضور جن اُن تي ڪفر جو حڪم نه فرمايو، بلڪ قرآن پاڪ ۾ اُنهن کي يٰۤاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا سان خطاب فرمايو ويو. ف۱۲۷ جڏهن پاڻي نه لهو ته تيمم ڪريو.

ف۱۲۸ ۽ پاڻيءَ جو استعمال ضرر ڪندو هجي. ف۱۲۹ هيءَ ڪنايه آهي بي وضو هجڻ کان. ف۱۳۰ يعني جماع ڪيائين. ف۱۳۱ اُن جي استعمال تي قادر نه هجڻ توڙي پاڻي نه هجڻ جي ڪري يا دور هجڻ سبب اُن جي حاصل ڪرڻ جو اوزار نه هئڻ جي سبب يا نانگ، ڦاڙيندڙ جانور يا دشمن جي قبضي ۾ هجڻ جي ڪري. ف۱۳۲ هيءَ حڪم مريضن، مسافرن، ترڙ پيل ۽ حدث وارن کي شامل آهي، جيڪي پاڻي نه لهن يا اُن جي استعمال ڪرڻ کان عاجز هجن (مدارڪ). مسئلو:- حيض ۽ نفاس کان پاڪائي جي لاءِ به پاڻيءَ جي استعمال کان عاجز هجڻ جي صورت ۾ تيمم جائز آهي، جيئن حديث شريف ۾ آيو آهي. ف۱۳۳ تيمم جو طريقو:- تيمم ڪرڻ وارو دل سان پاڪائي حاصل ڪرڻ جي نيت ڪري، تيمم ۾ نيت بالاجماع شرط آهي، ڇو ته اها نص سان ثابت آهي. جيڪا شيءِ مٽيءَ جي جنس مان هجي، جيئن ڌوڙ، واري ۽ پٿر، تن سڀني مان تيمم جائز آهي توڙي پٿر غبار وارو به نه هجي پر انهن شين جو پاڪ هجڻ شرط آهي. تيمم ۾ ٻه ڌڪ آهن. هڪ ڀيرو هٿ مُنهن تي ڦيرايو. ٻيو ڀيرو ٻانهن تي. مسئلو:- اصل پاڪائي پاڻي سان آهي، تيمم پاڻيءَ کان عاجز ۽ پاڻي نه ملڻ جي حالت ۾ ان جو پورو پورو قائم مقام آهي. جهڙيءَ طرح حدث پاڻيءَ سان زائل ٿئي ٿو، اهڙيءَ طرح تيمم ڪرڻ سان به، ايستائين جو هڪ تيمم سان گهڻائي فرض ۽ نفل پڙهي سگهجن ٿا. مسئلو:- تيمم ڪرڻ واري جي پٺيان غسل ۽ وضو ڪرڻ واري جي اقتدا صحيح آهي. شان نزول:- بني المصطلق جنگ ۾ جڏهن اسلام جو لشڪر رات جو هڪ بيابان ۾ پهتو ته اتي پاڻي نه هو ۽ صبح جو اتان ڪوچ ڪرڻ جو ارادو هو. اتي ام المؤمنين حضرت عائشه رضی اللّٰہ تعالیٰ عنها جو هار گم ٿي ويو، ان جي تلاش جي لاءِ سرڪار عالم صلی اللّٰہ علیه وسلم جن اتي قيام فرمايو. صبح ٿيو ته پاڻي نه هو. الله تعاليٰ تيمم جي آيت نازل فرمائي. اُسيد بن حُضير رضی اللّٰہ تعالیٰ عنه چيو ته اي آلِ ابوبڪر! هيءَ توهان جي پهرين ئي برڪت نه آهي يعني توهان جي برڪت سان مسلمانن کي گهڻيون آسانيون ۽ گهڻا فائدا پهتا. پوءِ اُٺ اُٿاريو ويو ته ان جي هيٺان هار مليو. هار گم ٿيڻ ۽ سيّد عالم صلی اللّٰہ علیه وسلم جن جي نه ٻڌائڻ ۾ گهڻيون حڪمتون آهن. حضرت صديقه جي هار سبب قيام سندس فضيلت ۽ منزلت جو اطلاع آهي. صحابه جي ڳولا ڪرڻ ان ۾ هدايت آهي ته حضور جن جي بيبين سڳورين جي خدمت مؤمنن جي نيڪ بختي آهي ۽ وري تيمم جو حڪم ٿيڻ، معلوم ٿيو ته حضور جن جي بيبين سڳورين جي خدمت جو اهڙو صلو آهي، جنهن سان قيامت تائين مسلمان فائدو حاصل ڪندا رهندا. سبحان الله! ف۱۳۴ اهو هي ته توريت مان انهن صرف حضرت موسیٰ علیه السلام جي نبوت کي سڃاتو ۽ سيّد عالم صلی اللّٰہ علیه وسلم جن جو جيڪو ان ۾ بيان هو، اُن حصي کان اُهي محروم رهيا ۽ سندس نبوت جا انڪاري ٿي ويا. شان نزول:- هيءَ آيت رفاعه بن زيد ۽ مالڪ بن وخشم يهودين جي حق ۾ نازل ٿي. اهي ٻئي جڏهن رسول ڪريم صلی اللّٰہ علیه وسلم جن سان ڳالهائيندا هئا ته زبان ٽيڙي ڪري ڳالهائيندا هئا. ف۱۳۵ حضور جن جي نبوت جو انڪار ڪري. ف۱۳۶ اي مسلمانو! ف۱۳۷ ۽ ان توهان کي به اُنهن جي دشمنيءَ تي خبردار ڪري ڇڏيو، پوءِ جڳائي ته اُنهن کان بچندا رهو. ف۱۳۸ ۽ جنهن جو ڪارساز الله هجي ان کي ڪهڙو خوف. ف۱۳۹ جيڪو توريت ۾ الله تعاليٰ سيد عالم صلی اللّٰہ تعالیٰ علیه وسلم جن جي تعريف ۾ فرمايا. ف۱۴۰ جڏهن سيد عالم صلی اللّٰہ علیه وسلم جن انهن کي ڪجھ حڪم فرمائن ٿا. ف۱۴۱ چون ٿا. ف۱۴۲ هيءَ ڪلمو ٻه طرفن وارو آهي: تعريف

لَهُمْ وَاَقْوَمَ ۙ وَلٰكِنْ لَّعَنَهُمُ اللّٰهُ بِكُفْرِهِمْ فَلَا يُؤْمِنُوْنَ اِلَّا

چڱائي ۽ سڌائي وڌيڪ هجي ها پر انهن تي ته الله لعنت ڪئي انهن جي ڪفر جي سبب يقين نه ٿا رکن مگر

قَلِيْلًا ﴿٤٦﴾ يٰاَيُّهَا الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْكِتٰبَ اٰمِنُوْا بِمَا نَزَّلْنَا مُصَدِّقًا لِّمَا

ٿورا. وڪ١٤٧ اي ڪتاب وارؤ ايمان آڻيو اُن تي جو اسان لاٿو تصديق ڪندڙ ڪري وڪ١٤٨ انهيءَ ڪتاب جي جيڪو

مَعَكُمْ مِّنْ قَبْلِ اَنْ نَّطْمِسَ وُجُوْهًا فَنَرُدَّهَا عَلٰٓى اَدْبَارِهَآ

توهان وٽ آهي هن کان اڳ جو اسان بگاڙي ڇڏيون ڪجهه مُنهن وڪ١٤٩ پوءِ انهن کي ڦيري ڇڏيون انهن جي پٺيءَ جي

اَوْ نَلْعَنَهُمْ كَمَا لَعَنَّآ اَصْحٰبَ السَّبْتِ ۭ وَكَانَ اَمْرُ اللّٰهِ مَفْعُوْلًا ﴿٤٧﴾

طرف يا انهن تي لعنت ڪريون جيئن لعنت ڪئي سين ڇنڇر وارن تي ف١٥٠ ۽ الله جو حڪم پورو ٿي رهندو آهي.

اِنَّ اللّٰهَ لَا يَغْفِرُ اَنْ يُّشْرَكَ بِهٖ وَيَغْفِرُ مَا دُوْنَ ذٰلِكَ لِمَنْ

بيشڪ الله نه ٿو بخشي جو ساڻس ڪفر ڪيو وڃي ۽ ڪفر کان هيٺ جو ڪجهه آهي جنهن کي چاهي معاف فرمائي

يَّشَاۗءُ ۚ وَمَنْ يُّشْرِكْ بِاللّٰهِ فَقَدِ افْتَرٰٓى اِثْمًا عَظِيْمًا ﴿٤٨﴾ اَلَمْ

ڇڏي وڪ١٥١ ۽ جنهن خدا جو شريڪ ٺاهيو ان وڏو گناه جو بهتان گهڙيو. ڇا! تو انهن

تَرَ اِلَى الَّذِيْنَ يُزَكُّوْنَ اَنْفُسَهُمْ ۭ بَلِ اللّٰهُ يُزَكِّيْ مَنْ يَّشَاۗءُ وَلَا

کي نه ڏٺو جيڪي پاڻ پنهنجي معتبري بيان ڪندا آهن وڪ١٥٢ بلڪ الله جنهن کي گهري سٺو ڪري ۽

يُظْلَمُوْنَ فَتِيْلًا ﴿٤٩﴾ اُنْظُرْ كَيْفَ يَفْتَرُوْنَ عَلَى اللّٰهِ الْكَذِبَ ۭ وَ

انهن تي ظلم نه ٿيندو کجور جي داڻي جي پردي برابر. وڪ١٥٣ ڏس ڪيئن الله تي ڪوڙ ٻڌي رهيا آهن وڪ١٥٤

كَفٰى بِهٖٓ اِثْمًا مُّبِيْنًا ﴿٥٠﴾ ع اَلَمْ تَرَ اِلَى الَّذِيْنَ اُوْتُوْا نَصِيْبًا مِّنَ

۽ اهو ڪافي آهي پڌرو گناه. ڇا! تو اهي نه ڏٺا جن کي ڪتاب جو هڪ حصو

الْكِتٰبِ يُؤْمِنُوْنَ بِالْجِبْتِ وَالطَّاغُوْتِ وَيَقُوْلُوْنَ لِلَّذِيْنَ

مليو ايمان آڻن ٿا بت ۽ شيطان تي ۽ ڪافرن کي چوندا

كَفَرُوْا هٰٓؤُلَاۗءِ اَهْدٰى مِنَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا سَبِيْلًا ﴿٥١﴾ اُولٰۗىِٕكَ

آهن ته اهي مسلمانن کان وڌيڪ راهه تي آهن. هي آهن

الَّذِيْنَ لَعَنَهُمُ اللّٰهُ ۭ وَمَنْ يَّلْعَنِ اللّٰهُ فَلَنْ تَجِدَ لَهٗ نَصِيْرًا ﴿٥٢﴾ ۭ

جن تي الله لعنت ڪئي ۽ جنهن تي خدا لعنت ڪري تون هرگز ان جو ڪو مددگار نه لهندين. ف١٥٥

ع ٨ ٤

۽ بُرائيءَ جا ٻئي پهلو رکي ٿو. تعريف جو پهلو هيءُ آهي ته ڪا ناپسند ڳالهه توهان جي ٻڌڻ ۾ نه اچي ۽ بُرائيءَ جو پهلو هي ته توهان کي ٻُڌڻ نصيب نه ٿئي.

ف١٤٣ باوجود اُن جي جو هِن ڪلمي سان خطاب جي منع ڪئي وئي آهي، چوته اهو اُنهن جي ٻوليءَ ۾ خراب معنيٰ رکي ٿو. ف١٤٤ حق کان باطل جي طرف.

ف١٤٥ ته اهي پنهنجن ساٿين کي چوندا هئا ته اسان حضور جن جي گلا ڪريون ٿا. جيڪڏهن پاڻ نبي هجن ها ته اُن کي ڄاڻي وٺن ها. الله تعاليٰ انهن جي ضميرن جي پليتي کي ظاهر ڪري ڇڏيو. ف١٤٦ اُنهن ڪلمن جي ڇڏي ادب وارن جي طريقي تي.

ف١٤٧ ايتر وڻ ته الله تعاليٰ اُنهن کي پيدا ڪيو ۽ روزي ڏني ۽ ان قدر ڪافي نه آهي جيستائين دين جي سڀني ضروري عقيدن کي نه مڃين ۽ سڀني جي تصديق نه ڪن.

ف١٤٨ توريت.

ف١٤٩ اک، نک، ڪن ۽ ڀرون وغيره نقشو تبديل ڪري.

ف١٥٠ اُنهن ٻنهي ڳالهين مان هڪ ضرور لازم آهي ۽ لعنت ته اُنهن تي اهڙي پئي جو دنيا اُنهن کي ملعون (لعنتي) چوي ٿي. هِتي مفسرن جا چند قول آهن: ڪي اُن سزا جو واقع ٿيڻ دنيا ۾ ٻڌائن ٿا. ڪي چون ٿا آخرت ۾. ڪي چون ٿا ته لعنت ٿي چُڪي ۽ سزا واقع ٿي وئي. ڪي چون ٿا اڃان انتظار آهي. ڪن جو قول آهي ته اها سزا ان صورت ۾ هُئي، جڏهن يهودين مان ڪو به ايمان نه آڻي ها جڏهن ته گهڻن يهودين ايمان آندو ان ڪري شرط نه لڌو ويو ۽ سزا ختم ٿي وئي. حضرت عبدالله بن سلام، جيڪو يهودين جي وڏن عالمن مان هو، اُن شام ملڪ کان واپس ايندي واٽ ۾ هيءَ آيت ٻُڌي ۽ پنهنجي گهر پهچڻ کان اڳ ۾ اسلام آڻي سيّد عالم صلي الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين يارسول الله! مان خيال نه ڪندو هيس ته مان پنهنجو مُنهن، پُٺيءَ جي طرف ڦري وڃڻ کان اڳ ۽ مُنهن جو نقشو مٽجي وڃڻ کان اڳ توهان جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿي سگهندس، يعني اُن خوف کان ايمان آڻڻ ۾ جلدي ڪيم ڇو ته توريت شريف ۾ ڪيس سندس رسولِ برحق هجڻ جو يقيني علم هو، انهيءَ خوف کان حضرت ڪعب احبار، جيڪو يهودين جي عالمن ۾ وڏي منزل رکندو هو، حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه کان هيءَ آيت ٻڌي مسلمان ٿي ويو.

ف١٥١ معنيٰ هيءَ آهي ته جيڪو ڪفر تي مُئو اُن جي بخشش نه آهي. تنهن لاءِ هميشه وارو جو عذاب آهي ۽ جنهن ڪفر نه ڪيو هجي، اهو توڙي ڪيترو ئي ڪبيرن گناهن جو مُرتڪب هجي ۽ بنا توبه جي مري وڃي ته به ان جي لاءِ هميشه وارو عذاب نه آهي اُن جي مغفرت الله تعاليٰ جي مشيت ۾ آهي، چاهي معاف فرمائي يا ان جي گناهن تي عذاب ڪري، پوءِ پنهنجي رحمت سان جنت ۾ داخل فرمائي، هن آيت ۾ يهودين کي ايمان جي ترغيب آهي ۽ ان تي به دلالت آهي ته يهودين تي عرفِ شريعت ۾ مُشرڪ جو اطلاق درست آهي.

ف١٥٢ هيءَ آيت يهودين ۽ نصرانين جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪي پنهنجو پاڻ کي الله جا پُٽ ۽ ان جا پيارا ٻُڌائيندا هئا ۽ چوندا هئا ته يهودين ۽ نصرانين کان سواءِ ڪو جنت ۾ داخل نه ٿيندو. هن آيت ۾ ٻُڌايو ويو ته انسان جو دينداري، نيڪي، تقويٰ، قرب ۽ مقبوليت جو دعويدار هجڻ ۽ پنهنجي واتان پنهنجي تعريف ڪرڻ ڪم نه ٿو اچي. ف١٥٣ يعني بلڪل ظلم نه ٿيندو، اهائي سزا ڏني ويندي جنهن جا اُهي حقدار هوندا. ف١٥٤ پنهنجو پاڻ کي بي گناه ۽ مقبولِ بارگاه ٻڌائي. ف١٥٥ شان نزول: هيءَ آيت ڪعب بن اشرف وغيره يهودي عالمن جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪي ستر سوارن جي جماعت وٺي قريشن کان سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن سان جنگ ڪرڻ تي قسم وٺڻ لاءِ پهتا. قريشن اُنهن کي چيو جڏهن ته توهان ڪتابي آهيو، ان ڪري توهان سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن سان وڌيڪ قرب رکو ٿا، اسان ڪيئن اطمينان رکون ته توهان ۾ اسان سان فريب سان نه مليا آهيو؟ جيڪڏهن اطمينان ڏيارڻو آهي ته اسان جي بتن کي سجدو ڪريو سو يهودين بتن کي سجدو ڪيو، پوءِ ابوسفيان پڇيو ته اسان نيڪ رستي تي آهيون يا محمّد مصطفيٰ (صلي الله عليه وسلم). ڪعب بن اشرف چيو توهان نيڪ رستي تي آهيو. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ الله تعاليٰ اُنهن تي لعنت فرمائي، جو اُنهن حضور انور جن جي دشمنيءَ ۾ مُشرڪن جي بتن کي به پوڄيو ۽ سجدو ڪيو.

اَمۡ لَهُمۡ نَصِيۡبٌ مِّنَ الۡمُلۡكِ فَاِذًا لَّا يُؤۡتُوۡنَ النَّاسَ نَقِيۡرًا ﴿٥٣﴾

ڇا ملڪ ۾ انهن جو ڪجهه حصو آهي ف۱۵٦ ايئن هجي ته ماڻهن کي ترِ برابر به نه ڏين.

اَمۡ يَحۡسُدُوۡنَ النَّاسَ عَلٰى مَاۤ اٰتٰهُمُ اللّٰهُ مِنۡ فَضۡلِهٖ ۚ فَقَدۡ

يا ماڻهن سان حسد ڪندا آهن ف۱۵۷ ان تي جو الله انهن کي پنهنجي فضل سان ڏنو ف۱۵۸ پوءِ بيشڪ

اٰتَيۡنَاۤ اٰلَ اِبۡرٰهِيۡمَ الۡكِتٰبَ وَالۡحِكۡمَةَ وَاٰتَيۡنٰهُمۡ مُّلۡكًا عَظِيۡمًا ﴿٥٤﴾

اسان ابراهيم جي اولاد کي ڪتاب ۽ حڪمت عطا ڪئي ۽ انهن کي وڏي بادشاهي عطا فرمائي ف۱۵۹

فَمِنۡهُمۡ مَّنۡ اٰمَنَ بِهٖ وَمِنۡهُمۡ مَّنۡ صَدَّ عَنۡهُ ؕ وَكَفٰى بِجَهَنَّمَ سَعِيۡرًا ﴿٥٥﴾

پوءِ انهن مان ڪنهن ان تي ايمان آندو ف۱۶۰ ۽ ڪنهن ان کان منهن موڙيو ف۱۶۱ ۽ دوزخ ڪافي آهي ٻرندڙ باهه

اِنَّ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا بِاٰيٰتِنَا سَوۡفَ نُصۡلِيۡهِمۡ نَارًا ؕ كُلَّمَا نَضِجَتۡ

ف۱۶۲ بيشڪ جن اسان جي آيتن جو انڪار ڪيو جلدي اسان انهن کي باهه ۾ داخل ڪنداسين. جڏهن به

جُلُوۡدُهُمۡ بَدَّلۡنٰهُمۡ جُلُوۡدًا غَيۡرَهَا لِيَذُوۡقُوا الۡعَذَابَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ

انهن جون کلون پچي وينديون ته اسان ان کان سواءِ ٻيون کلون انهن کي مٿائي ڏينداسون جو عذاب جو مزو وٺن

كَانَ عَزِيۡزًا حَكِيۡمًا ﴿٥٦﴾ وَالَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ سَنُدۡخِلُهُمۡ

بيشڪ الله غالب حڪمت وارو آهي. ۽ جن ماڻهن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون

جَنّٰتٍ تَجۡرِىۡ مِنۡ تَحۡتِهَا الۡاَنۡهٰرُ خٰلِدِيۡنَ فِيۡهَاۤ اَبَدًا ؕ لَهُمۡ

جلدي اسان انهن کي باغن ۾ وٺي ويندا سين جن جي هيٺان نهرون جاري آهن ۽ انهن ۾ هميشه

فِيۡهَاۤ اَزۡوَاجٌ مُّطَهَّرَةٌ ۫ وَّنُدۡخِلُهُمۡ ظِلًّا ظَلِيۡلًا ﴿٥٧﴾ اِنَّ اللّٰهَ

رهندا، انهن جي لاءِ اتي پاڪ بيبيون آهن ف۱۶۳ ۽ اسان انهن کي اتي داخل ڪنداسين جتي ڇانوَ ئي ڇانوَ هوندي.

يَاۡمُرُكُمۡ اَنۡ تُؤَدُّوا الۡاَمٰنٰتِ اِلٰۤى اَهۡلِهَا ۙ وَاِذَا حَكَمۡتُمۡ بَيۡنَ

ف۱۶۴ بيشڪ الله توهان کي حڪم ڏئي ٿو ته امانتون جن جون آهن انهن جي حوالي ڪريو ف۱۶۵ ۽ هي ته جڏهن

النَّاسِ اَنۡ تَحۡكُمُوۡا بِالۡعَدۡلِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ نِعِمَّا يَعِظُكُمۡ بِهٖ ؕ اِنَّ

توهان ماڻهن ۾ فيصلو ڪريو ته انصاف سان فيصلو ڪريو ف۱۶۶ بيشڪ الله توهان کي ڪهڙي سٺي نصيحت فرمائي ٿو

اللّٰهَ كَانَ سَمِيۡعًاۢ بَصِيۡرًا ﴿٥٨﴾ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡۤا اَطِيۡعُوا اللّٰهَ

بيشڪ الله ٻڌندڙ ڏسندڙ آهي. اي ايمان وارؤ حڪم مڃيو الله جو



ف۱۵٦ يهودي چوندا هئا ته اسان ملڪ ۽ نبوت جا زياده حقدار آهيون، سو اسان عربن جي تابعداري ڪيئن ڪريون. الله تعالىٰ انهن جي هن دعوىٰ کي ڪوڙو ڪري ڇڏيو ته انهن جو ملڪ ۾ حصو ئي ڪهڙو آهي؟! بالفرض جيڪڏهن ڪجهه هجي ها ته انهن جو بخل ان درجي جو آهي ته ف۱۵۷ نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن ۽ ايمان وارن سان.

ف۱۵۸ نبوت، مدد، غلبو ۽ عزت وغيره نعمتون.

ف۱۵۹ جيئن حضرت يوسف، حضرت داؤد ۽ حضرت سليمان عليهم السلام کي ته پوءِ جيڪڏهن پنهنجي حبيب سيّد عالم صلى الله عليه وسلم جن تي ڪرم ڪيائين ته ان سان ڇو سڙو ۽ حسد ڪريو ٿا.

ف۱۶۰ جيئن حضرت عبدالله بن سلام ۽ سندس ساٿين سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن تي ايمان آندو.

ف۱۶۱ ۽ ايمان کان محروم رهيو.

ف۱۶۲ ان ڪري جو نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن تي ايمان نه آندائون.

ف۱۶۳ جيڪي هر پليتي ۽ گندگي ۽ نفرت جي قابل شيءِ کان پاڪ آهن.

ف۱۶۴ يعني جنت جو ساو، جنهن جي راحت ۽ آسائش، سمجهه ۽ بيان جي احاطي کان مٿانهين آهي.

ف۱۶۵ امانتن وارن ۽ حاڪمن کي، امانتون ڏيانتداريءَ سان حقدار کي ادا ڪرڻ ۽ فيصلن ۾ انصاف ڪرڻ جو حڪم ڏنائين. ڪن مفسرن جو قول آهي ته فرض به الله تعالىٰ جا امانتون آهن، انهن جي ادائي به ان حڪم ۾ داخل آهي.

ف۱۶۶ فريقين مان اصلاً ڪنهن جي رعايت نه ٿئي. عالمن فرمايو ته حاڪم کي گهرجي ته پنجن ڳالهين ۾ فريقين سان هڪجهڙو سلوڪ ڪري:

1:- پاڻ وٽ اچڻ ۾، جيئن هڪ کي موقعو ڏيئي، ٻئي کي به ڏئي.

2:- ويهڻ جي جاءِ ٻنهي کي هڪجهڙي ڏئي.

3:- ٻنهي جي طرف برابر متوجه رهي.

4:- ڳالهه ٻڌڻ ۾ هر هڪ سان هڪ ئي طريقو رکي

5:- فيصلي ڏيڻ ۾ حق جي رعايت ڪري، جنهن جو ٻئي تي حق هجي، پورو پورو ڏياري.

حديث شريف ۾ آهي ته انصاف ڪرڻ وارن کي الله جي قرب ۾ نوري منبر عطا ٿيندا.

شان نزول:- ڪن مفسرن هن جي شان نزول ۾ هن واقعي جو ذڪر ڪيو آهي ته مڪي شريف جي فتح جي وقت سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن عثمان بن طلحه ڪعبي شريف جي خادم کان ڪعبي معظم جي ڪنجي ورتي، پوءِ جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي ته پاڻ اها ڪنجي ان کي واپس ڏنائون ۽ فرمائون ته هاڻي هيءَ چابي سدائين توهان جي نسل ۾ ئي رهندي. ان تي عثمان بن طلحه حجبيءَ اسلام آندو. جيتوڻيڪ هيءَ واقعو توري تبديليءَ سان گهڻن محدثن ذڪر ڪيو آهي، مگر حديثن تي نظر ڪرڻ سان هي پروسي حبي قابل معلوم نه ٿو ٿئي، ڇو ته ابن عبدالله ۽ ابن منده ۽ ابن اثير جي روايتن مان معلوم ٿئي ٿو ته عثمان بن طلحه سنه ۸ هجري ۾ مديني طيبه حاضر ٿي اسلام سان مشرف ٿي چڪو هو ۽ ان مڪي جي فتح جي ڏينهن پنهنجي خوشيءَ سان ڪعبي شريف جي ڪنجي پيش ڪئي هئي. بخاريءَ ۽ مسلم شريف جي حديثن مان اهوئي فائدو حاصل ٿئي ٿو.

وَاَطِيْعُوا الرَّسُوْلَ وَاُولِى الْاَمْرِ مِنْكُمْ ۚ فَاِنْ تَنَازَعْتُمْ فِيْ
۽ حڪم مڃيو رسول جو ١٦٧ ۽ انهن جو جيڪي توهان ۾ حڪومت وارا آهن ١٦٨ پوءِ جيڪڏهن توهان ۾ ڪنهن ڳالهه تي جهيڙو
شَيْءٍ فَرُدُّوْهُ اِلَى اللّٰهِ وَالرَّسُوْلِ اِنْ كُنْتُمْ تُؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ
ٿي پوي ته ان کي الله ۽ رسول جي حضور موٽايو جيڪڏهن الله ۽ قيامت تي
وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ ۭ ذٰلِكَ خَيْرٌ وَّاَحْسَنُ تَاْوِيْلًا ۝ اَلَمْ تَرَ اِلَى
ايمان رکو ٿا ١٦٩ هيءَ بهتر آهي ۽ ان جو انجام سڀ کان سٺو آهي ، ڇا توهان انهن کي نه
الَّذِيْنَ يَزْعُمُوْنَ اَنَّهُمْ اٰمَنُوْا بِمَآ اُنْزِلَ اِلَيْكَ وَمَآ اُنْزِلَ
ڏٺو جن جي دعوىٰ آهي ته انهن ايمان آندو ان تي جو توهان جي طرف لٿو ۽ ان تي جو توکان
مِنْ قَبْلِكَ يُرِيْدُوْنَ اَنْ يَّتَحَاكَمُوْٓا اِلَى الطَّاغُوْتِ وَقَدْ
اڳ ۾ لٿو پوءِ چاهن ٿا ته شيطان کي پنهنجو امين بڻائين ۽ انهن کي حڪم هيو ته
اُمِرُوْٓا اَنْ يَّكْفُرُوْا بِهٖ ۭ وَيُرِيْدُ الشَّيْطٰنُ اَنْ يُّضِلَّهُمْ ضَلٰلًا بَعِيْدًا ۝
ان کي اصل نه مڃين ، ۽ شيطان چاهي ٿو ته انهن کي پري ڀٽڪائي ڇڏي . ١٧٠ ۽
وَاِذَا قِيْلَ لَهُمْ تَعَالَوْا اِلٰى مَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ وَاِلَى الرَّسُوْلِ رَاَيْتَ
جڏهن انهن کي چيو وڃي ته الله جي نازل ڪيل ڪتاب ۽ رسول جي طرف اچو ته توهان ڏسندين
الْمُنٰفِقِيْنَ يَصُدُّوْنَ عَنْكَ صُدُوْدًا ۝ فَكَيْفَ اِذَآ اَصَابَتْهُمْ
جو منافق توکان منهن موڙي ڦري ويندا آهن . ڪيئن هوندو جڏهن انهن تي ڪا مصيبت
مُّصِيْبَةٌۢ بِمَا قَدَّمَتْ اَيْدِيْهِمْ ثُمَّ جَاۗءُوْكَ يَحْلِفُوْنَ ڰ بِاللّٰهِ
پوي ١٧١ بدلي ان جي جو انهن جي هٿن اڳتي موڪليو ١٧٢ پوءِ اي محبوب توهان جي درگاهه ۾ حاضر ٿين الله جا قسم کڻندي
اِنْ اَرَدْنَآ اِلَّآ اِحْسَانًا وَّتَوْفِيْقًا ۝ اُولٰۗىِٕكَ الَّذِيْنَ يَعْلَمُ اللّٰهُ مَا
ته اسان جو مقصد ته ڀلائي ۽ نهراءُ ئي هو. ١٧٣ انهن جي دلين جي ڳالهه ته الله
فِيْ قُلُوْبِهِمْ ۤ فَاَعْرِضْ عَنْهُمْ وَعِظْهُمْ وَقُلْ لَّهُمْ فِيْٓ اَنْفُسِهِمْ
ڄاڻي ٿو سو توهان انهن کان چشم پوشي ڪريو ۽ انهن کي سمجهائي ڇڏيو ۽ انهن جي معاملي ۾ انهن کي اثرائتي
قَوْلًۢا بَلِيْغًا ۝ وَمَآ اَرْسَلْنَا مِنْ رَّسُوْلٍ اِلَّا لِيُطَاعَ بِاِذْنِ اللّٰهِ ۭ
ڳالهه چئو ١٧٤ . ۽ اسان ڪو به رسول نه موڪليو مگر هن لاءِ ته الله جي حڪم سان ان جي فرمانبرداري ڪئي وڃي

منزل ١

ع ٨ / ٩ / ٥

١٦٧ جو رسول جي تابعداري الله جي ئي تابعداري آهي . بخاري ۽ مسلم شريف جي حديث آهي ، سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو جنهن منهنجي تابعداري ڪئي ان الله جي تابعداري ڪئي ۽ جنهن منهنجي نافرماني ڪئي ، ان الله جي نافرماني ڪئي .

١٦٨ انهيءَ حديث ۾ حضور جن فرمائن ٿا ته جنهن امير جي تابعداري ڪئي ، ان منهنجي تابعداري ڪئي ۽ جنهن امير جي نافرماني ڪئي ، ان منهنجي نافرماني ڪئي . هن آيت مان ثابت ٿيو ته مسلمان اميرن ۽ حاڪمن جي تابعداري واجب آهي ، جيستائين اهي حق تي رهن ، ۽ جيڪڏهن حق جي خلاف حڪم ڏين ته پوءِ انهن جي تابعداري واجب نه آهي .

١٦٩ هن آيت مان معلوم ٿيو ته احڪام ٽن قسمن جا آهن : هڪ اهي جيڪي ظاهر ڪتاب يعني قرآن مان ثابت هجن . ٻيا اهي جيڪي ظاهر حديث مان ، ٽيان اهي جيڪي قرآن ۽ حديث جي طرف قياس جي طريقي سان رجوع ڪرڻ سان . اولى الامر ۾ امام ، امير ، بادشاهه ، حاڪم ۽ قاضي سڀ داخل آهن . ڪامل خلافت ته رسالت جي زماني کان پوءِ ٽيهه سال رهي مگر ناقص خلافت ، عباسي خليفن ۾ به هئي ۽ هاڻي ته امامت به نه ٿي لڌي وڃي ، ڇو ته امام جي لاءِ قريشن مان هئڻ شرط آهي ۽ اها ڳالهه گهڻين جاين ۾ معدوم آهي ، ليڪن سلطنت ۽ امارت باقي آهي ۽ جڏهن ته سلطان ۽ امير به اولوالامر ۾ داخل آهن ، اُن ڪري اسان تي اُنهن جي معروف تابعداري لازم آهي .

١٧٠ شانِ نزول :- بشر نالي هڪ منافق جو هڪ يهوديءَ سان جهيڙو هو . يهوديءَ چيو هلو سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن وٽ هلي طئي ڪرايون . منافق خيال ڪيو ته حضور جن بنا رعايت جي صرف حق جو فيصلو ڪندا ، تنهن ڪري ان جو مطلب حاصل نه ٿيندو ، اُن ڪري ان باوجود ايمان جي دعويدار هجڻ جي ، هي چيو ته ڪعب بن اشرف يهوديءَ کي فيصلي وارو بڻايون (قرآن ڪريم ۾ طاغوت مان ان ڪعب بن اشرف وٽ فيصلو کڻي وڃڻ مراد آهي) . يهودي ڄاڻيندو هو ته ڪعب رشوت خور آهي ان ڪري ان باوجود هم مذهب هجڻ جي ان وٽ فيصلو ڪرائڻ تسليم نه ڪيو . لاچار منافق کي فيصلي لاءِ سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن وٽ اچڻو پيو . حضور جن جيڪو فيصلو ڏنو سو يهوديءَ جي حق ۾ ٿيو . منافق فيصلي ٻڌڻ کان پوءِ وري يهوديءَ جي پٺيان پيو ، ان کي مجبور ڪري حضرت امير عمر رضى الله تعالىٰ عنه وٽ آندائين . يهودي حضرت امير عمر رضى الله تعالىٰ عنه کي عرض ڪيو ته اسان ٻنهيءَ جو معاملو سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن طئي فرمائي چڪا آهن . پر هي (منافق) حضور جن جي فيصلي کان راضي نه آهي ۽ توهان کان فيصلو گهري ٿو . حضرت عمر رضى الله تعالىٰ عنه فرمايو ته هائو ، مان هاڻي ٿي هِن جو اچي فيصلو ڪريان ٿو . ايئن فرمائي گهر تشريف وٺي ويا ۽ تلوار آڻي منافق کي قتل ڪري ڇڏيائين ۽ فرمايائين ته جيڪو الله جي رسول جو فيصلو نه مڃي ، اُن جو مون وٽ اِجهو هيءُ فيصلو آهي .

١٧١ جنهن کان ڀڄڻ ۽ بچڻ جي ڪا واٽ نه هجي ، جيئن بشر منافق تي پيئي ، جو ان کي حضرت عمر رضى الله تعالىٰ عنه قتل ڪري ڇڏيو .

١٧٢ ڪفر ، نفاق ۽ گناهه ، جيئن بشر منافق ، رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي فيصلي کان منهن ڦيرائي ڪيو .

١٧٣ ۽ اهو عذر ۽ پشيماني ڪجهه ڪم نه ٿو ڏئي ، جيئن بشر منافق جي مارجي وڃڻ کان پوءِ ان جا وارث سندس خون جو بدلو طلب ڪرڻ آيا ۽ اجايون معذرتون ۽ ڳالهيون ناهڻ لڳا . الله تعالىٰ ان جي خون جو ڪو بدلو نه ڏياريو ، ڇو ته اهو قتل جي لائق هو .

١٧٤ جيڪا انهن جي دل ۾ اثر ڪري وڃي .

وَلَوْ اَنَّهُمْ اِذْ ظَّلَمُوْٓا اَنْفُسَهُمْ جَآءُوْكَ فَاسْتَغْفَرُوا اللّٰهَ وَ

و۱۷۵ ۽ جيڪڏهن اهي پنهنجي پاڻ تي ظلم ڪن۱۷۶ ته اي محبوب تنهنجي درگاهه ۾ حاضر ٿين پوءِ الله کان معافي گهرن ۽

اسْتَغْفَرَ لَهُمُ الرَّسُوْلُ لَوَجَدُوا اللّٰهَ تَوَّابًا رَّحِيْمًا ﴿۶۴﴾ فَلَا

رسول انهن جي شفاعت فرمائي ته ضرور الله کي گهڻو توبه قبول ڪندڙ مهربان لهندا۱۷۷ ته اي

وَرَبِّكَ لَا يُؤْمِنُوْنَ حَتّٰى يُحَكِّمُوْكَ فِيْمَا شَجَرَ بَيْنَهُمْ

محبوب تنهنجي رب جو قسم اهي مسلمان نه ٿيندا اجيستائين پنهنجي جهيڙن ۾ توکي حاڪم نه بڻائن

ثُمَّ لَا يَجِدُوْا فِيْٓ اَنْفُسِهِمْ حَرَجًا مِّمَّا قَضَيْتَ وَيُسَلِّمُوْا

پوءِ جو ڪجهه تون حڪم فرمائين پنهنجي دلين ۾ ان بابت رڪاوٽ نه سمجهن ۽ دل سان مڃي

تَسْلِيْمًا ﴿۶۵﴾ وَلَوْ اَنَّا كَتَبْنَا عَلَيْهِمْ اَنِ اقْتُلُوْٓا اَنْفُسَكُمْ اَوِ

ويهن و۱۷۸ ۽ جيڪڏهن اسان انهن تي فرض ڪيون ها ته پنهنجو پاڻ کي قتل ڪريو يا

اخْرُجُوْا مِنْ دِيَارِكُمْ مَّا فَعَلُوْهُ اِلَّا قَلِيْلٌ مِّنْهُمْ ؕ وَلَوْ اَنَّهُمْ

پنهنجو گهر بار ڇڏي نڪري وڃو۱۷۹ ته انهن مان ٿورائي ايئن ڪن ها ۽ جيڪڏهن اهي

فَعَلُوْا مَا يُوْعَظُوْنَ بِهٖ لَكَانَ خَيْرًا لَّهُمْ وَاَشَدَّ تَثْبِيْتًا ﴿۶۶﴾ وَّ

ڪن ها جنهن ڳالهه جي انهن کي نصيحت ڏني وڃي ٿي و۱۸۰ ته ان ۾ انهن جو ڀلو هو ۽ ايمان تي خوب ڄمڻ.

اِذًا لَّاٰتَيْنٰهُمْ مِّنْ لَّدُنَّآ اَجْرًا عَظِيْمًا ﴿۶۷﴾ وَّلَهَدَيْنٰهُمْ صِرَاطًا

۽ ايئن ٿئي ها ته ضرور اسان انهن کي پنهنجي طرف کان وڏو ثواب ڏيون ها. ۽ ضرور انهن کي سڌي واٽ

مُّسْتَقِيْمًا ﴿۶۸﴾ وَمَنْ يُّطِعِ اللّٰهَ وَالرَّسُوْلَ فَاُولٰٓئِكَ مَعَ الَّذِيْنَ

جي هدايت ڪريون ها. ۽ جيڪي الله ۽ سندس رسول جو حڪم مڃين ته انهن کي انهن جو ساٿ نصيب

اَنْعَمَ اللّٰهُ عَلَيْهِمْ مِّنَ النَّبِيّٖنَ وَالصِّدِّيْقِيْنَ وَالشُّهَدَآءِ

ٿيندو جن تي الله فضل ڪيو يعني نبي و۱۸۱ ۽ صديق و۱۸۲ ۽ شهيد و۱۸۳

وَالصّٰلِحِيْنَ ۚ وَحَسُنَ اُولٰٓئِكَ رَفِيْقًا ﴿۶۹﴾ ذٰلِكَ الْفَضْلُ مِنَ

۽ چڱا ماڻهو و۱۸۴ اهي ڪهڙا نه چڱا ساٿي آهن. هي الله جو فضل

اللّٰهِ ؕ وَكَفٰى بِاللّٰهِ عَلِيْمًا ﴿۷۰﴾ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا خُذُوْا حِذْرَكُمْ

آهي. ۽ الله ڪافي آهي ڄاڻڻ وارو. اي ايمان وارؤ هوشياري کان ڪم وٺو و۱۸۵

۱۷۵ جڏهن ته رسول جو موڪلڻ ئي اُن لاءِ آهي ته اُهي مطاع (جنهن جي تابعداري ڪئي وڃي) بڻايا وڃن ۽ اُنهن جي تابعداري فرض هجي. پوءِ جيڪو اُنهن جي حڪم کان راضي نه هجي، اُن رسالت کي تسليم نه ڪيو اهڙي ڪافر کي قتل ڪرڻ واجب آهي.

۱۷۶ معصيت ۽ نافرماني ڪري.

۱۷۷ هِن مان معلوم ٿيو ته بارگاهِ الاهيءَ ۾ رسالت مآب صلى الله عليه وسلم جن جو وسيلو ۽ سندن شفاعت ڪم جي پورائي جو ذريعو آهي. سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي وفات شريف کان پوءِ هڪ اعرابي روضي اقدس تي حاضر ٿيو ۽ روضي شريف جي مٽي مبارڪ پنهنجي مٿي ۾ وڌائين ۽ عرض ڪرڻ لڳو يارسول الله! جيڪو توهان فرمايو، اسان ٻڌو ۽ جيڪو توهان تي نازل ٿيو. اُن ۾ هيءَ آيت به آهي وَلَوْ اَنَّهُمْ اِذْ ظَّلَمُوْٓا. مان بيشڪ پنهنجي جان تي ظلم ڪيو ۽ مان توهان جي حضور ۾ الله کان پنهنجي گناهه جي بخشيش گهرڻ لاءِ حاضر ٿيو آهيان ته منهنجي رب کان منهنجي گناهه جي بخشيش ڪرايو. اُن تي قبر شريف مان آواز آيو تنهنجي بخشش ڪئي ويئي. هِن مان چند مسئلا معلوم ٿيا.

مسئلو:- الله تعالىٰ جي بارگاهه ۾ حاجت روائي جي عرض لاءِ ان جي مقبول ٻانهن جو وسيلو بڻائڻ ڪاميابيءَ جو ذريعو آهي.

مسئلو:- قبر تي حاجت جي لاءِ وڃڻ به جَآءُوْكَ ۾ داخل ۽ خيرالقرون جو معمول آهي. مسئلو وفات کان پوءِ الله تعالىٰ جي مقبول ٻانهن کي "يا" سان سڏ ڪرڻ جائز آهي. مسئلو:- الله تعالىٰ جا مقبول ٻانها مدد فرمائن ٿا ۽ انهن جي دعا سان حاجت پوري ٿي وڃي ٿي.

۱۷۸ معنىٰ هيءَ آهي ته جيستائين توهان جي فيصلي ۽ حڪم کي دل جي سچائيءَ سان نه مڃين، مسلمان نه ٿي سگهن. سبحان الله! هِن مان رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جو شان معلوم ٿئي ٿو.

شان نزول:- پهاڙ مان ايندڙ پاڻي (جنهن سان باغن ۾ آب رساني ڪندا آهن ٿنهن) تي هڪ انصاريءَ جو حضرت زبير رضى الله عنه سان جهيڙو ٿيو. معاملو سيّد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ پيش ڪيو ويو. حضور جن فرمايو اي زبير! تون پنهنجي باغ کي پاڻي ڏيئي پنهنجي پاڙيسريءَ جي طرف پاڻي ڇڏي ڏي. اها ڳالهه انصاري کي ڳري لڳي ۽ ان جي زبان مان هيءُ ڪلمو نڪتو ته زبير توهان جو سئوٽ آهي. جيتوڻيڪ فيصلي ۾ حضرت زبير کي انصاريءَ سان احسان ڪرڻ جي هدايت فرمائي ويئي هئي، پر انصاريءَ ان جو قدر نه ڪيو تنهنڪري حضور صلى الله عليه وسلم جن حضرت زبير کي حڪم ڏنو ته پنهنجي باغ کي سيراب ڪري پاڻي روڪي ڇڏ. ايستائين جو پاڻي ديوار جي پاڙ سان نڪري انصاف طور ويجهڙائيءَ وارو پاڻيءَ جو حقدار آهي. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي.

۱۷۹ جيئن بني اسرائيلن کي مصر مان نڪري وڃڻ ۽ توبه جي لاءِ پنهنجو پاڻ کي قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو هو. شان نزول:- ثابت بن قيس بن شماس کي هڪ يهوديءَ چيو ته الله تعالىٰ اسان تي پنهنجو قتل ۽ گهر بار ڇڏڻ فرض ڪيو هو. اسان ان کي پورو ڪيو. ثابت فرمايو ته جيڪڏهن الله اسان تي فرض ڪري ته اسان به ضرور پورو ڪريون، ان تي هيءَ آيت نازل ٿي.

۱۸۰ يعني رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي تابعداري ۽ سندن فرمانبرداريءَ جي.

۱۸۱ پوءِ نبين سڳورن جا مخلص فرمانبردار جنت ۾ اُنهن جي صحبت ۽ ديدار کان محروم نه ٿيندا.

۱۸۲ صديق، نبين سڳورن جي سچن تابعدارن کي چوندا آهن، جيڪي اخلاص سان انهن جي واٽ تي قائم رهن، مگر هن آيت ۾ نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جا افضل صحابه ڪرام مراد آهن، جيئن حضرت ابوبڪر صديق رضى الله تعالىٰ عنه.

۱۸۳ جن الله جي واٽ ۾ جانيون ڏنيون.

۱۸۴ اهي ديندار، جيڪي ٻانهن جا حق ۽ الله جا حق ٻئي ادا ڪن ۽ انهن جا احوال، اعمال، ظاهر ۽ باطن، سٺا ۽ پاڪ هجن. شان نزول:- حضرت ثوبان، سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن سان پوري محبت رکندو هو. جدائي جو ڪيس تاب نه هو. هڪ ڏينهن ايتري قدر غمگين ۽ ڏڪويل ٿي حاضر ٿيو. جو چهري جو رنگ تبديل ٿي ويو هوس. حضور جن فرمايو اڄ رنگ ڇا جي ڪري تبديل آهي. عرض ڪيائين نه مون کي ڪا بيماري آهي، نه درد، سواءِ ان جي ته جڏهن حضور جن سامهون نه هجن ته انتها درجي جي وحشت ۽ پريشاني ٿي وڃي ٿي. جڏهن آخرت کي ياد ڪريان ٿو ته هيءُ انديشو ٿئي ٿو ته اُتي مان ڪيئن ديدار حاصل ڪري سگهندس. توهان تمام مٿاهين مقام تي هوندا. مون کي الله تعالىٰ پنهنجي رحمت سان جنت به ڏني ته پوءِ به اُن مٿاهين مقام تائين پهچ ڪٿي؟! ان تي هيءَ آيت سڳوري نازل ٿي ۽ اُن کي تسڪين ڏني ويئي ته باوجود منزلن جي فرق جي فرمانبردارن کي ڪاميابيءَ ۽ گڏ هجڻ جي نعمت سان سرفراز فرمايو ويندو.

۱۸۵ دشمن جي وار کان بچو ۽ ان کي پنهنجي مٿان موقعو نه ڏيو. هڪ قول هيءُ به آهي ته هٿيار ساڻ رکو. مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته دشمن جي مقابلي ۾ پنهنجيءَ حفاظت جون تدبيرون جائز آهن.

فَانْفِرُوْا ثُبَاتٍ اَوِ انْفِرُوْا جَمِيْعًا ﴿٧١﴾ وَاِنَّ مِنْكُمْ لَمَنْ لَّيُبَطِّئَنَّ

پوءِ دشمن جي طرف ٿورا ٿورا ٿي ڪري نڪرو يا گڏ نڪرو. ۽ توهان ۾ ڪو اهو آهي جو ضرور دير ڪندو ١٨٦

فَاِنْ اَصَابَتْكُمْ مُّصِيْبَةٌ قَالَ قَدْ اَنْعَمَ اللّٰهُ عَلَيَّ اِذْ لَمْ

پوءِ جيڪڏهن توهان تي ڪا مصيبت اچي ته چوي خدا جو مون تي احسان ٿيو جو مان انهن سان حاضر

اَكُنْ مَّعَهُمْ شَهِيْدًا ﴿٧٢﴾ وَلَئِنْ اَصَابَكُمْ فَضْلٌ مِّنَ اللّٰهِ

نه هيس. ۽ جيڪڏهن توهان کي الله جو فضل ملي ١٨٧ ته

لَيَقُوْلَنَّ كَاَنْ لَّمْ تَكُنْ بَيْنَكُمْ وَبَيْنَهٗ مَوَدَّةٌ يّٰلَيْتَنِيْ كُنْتُ

ضرور چوي ١٨٨ جڻ ته توهان ۾ ۽ ان ۾ ڪا دوستي نه هئي اي ڪاش مان انهن سان

مَعَهُمْ فَاَفُوْزَ فَوْزًا عَظِيْمًا ﴿٧٣﴾ فَلْيُقَاتِلْ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ

گڏ هجان ها ته وڏي مراد ماڻيان ها. پوءِ انهن کي الله جي راهه ۾ لڙڻ گهرجي. جيڪي دنيا

الَّذِيْنَ يَشْرُوْنَ الْحَيٰوةَ الدُّنْيَا بِالْاٰخِرَةِ ۭ وَمَنْ يُّقَاتِلْ فِيْ

جي زندگي وڪڻي آخرت وٺندا آهن. ۽ جيڪو الله جي واٽ ۾

سَبِيْلِ اللّٰهِ فَيُقْتَلْ اَوْ يَغْلِبْ فَسَوْفَ نُؤْتِيْهِ اَجْرًا عَظِيْمًا ﴿٧٤﴾

لڙي پوءِ قتل ٿئي يا غالب اچي ته عنقريب اسان ان کي وڏو ثواب ڏينداسين. ۽

وَمَا لَكُمْ لَا تُقَاتِلُوْنَ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ وَالْمُسْتَضْعَفِيْنَ مِنَ

توهان کي ڇا ٿيو جو لڙائي نه ٿا ڪيو الله جي واٽ ۾ ١٨٩ ۽ ڪمزور

الرِّجَالِ وَالنِّسَاۗءِ وَالْوِلْدَانِ الَّذِيْنَ يَقُوْلُوْنَ رَبَّنَآ اَخْرِجْنَا

مردن ۽ عورتن ۽ ٻارن واسطي جيڪي دعا گهري رهيا آهن ته اي اسان جا رب اسان کي هن

مِنْ هٰذِهِ الْقَرْيَةِ الظَّالِمِ اَهْلُهَا ۚ وَاجْعَلْ لَّنَا مِنْ لَّدُنْكَ

ڳوٺ مان ڪڍ جنهن جا ماڻهو ظالم آهن ۽ اسان کي ڪو پنهنجي طرف کان حمايتي ڏي

وَلِيًّا ۚ وَّاجْعَلْ لَّنَا مِنْ لَّدُنْكَ نَصِيْرًا ﴿٧٥﴾ اَلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا يُقَاتِلُوْنَ

اسان کي پنهنجي طرفان ڪو مددگار عنايت ڪر. ايمان وارا الله جي راهه ۾ لڙندا آهن ف ١٩٠

فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ۚ وَالَّذِيْنَ كَفَرُوْا يُقَاتِلُوْنَ فِيْ سَبِيْلِ الطَّاغُوْتِ

۽ ڪافر شيطان جي واٽ ۾ لڙندا آهن

---

١٨٦ يعني منافق.

١٨٧ توهان جي فتح ٿئي ۽ غنيمت حاصل ٿئي.

١٨٨ اهو ٻئي جنهن جي مقولي مان هيءُ ثابت ٿئي ٿو ته.

١٨٩ يعني جهاد فرض آهي ۽ ان جي ڇڏڻ جو توهان وٽ ڪو عذر نه آهي.

١٩٠ هن آيت ۾ مسلمانن کي جهاد جي ترغيب ڏني وئي ته جيئن اهي انهن ڪمزور مسلمانن کي ڪافرن جي ظلم جي چنبي کان ڇڏائين. جن کي مڪي مڪرم ۾ مشرڪن قيد ڪري ڇڏيو هو ۽ ڪين قسمين قسمين ايذاء ڏيئي رهيا هئا ۽ سندن عورتن ۽ ٻارن تي بي رحماڻه ظلم ڪندا هئا.

اهي ماڻهو انهن جي هٿن ۾ مجبور هئا. ان حالت ۾ اهي الله تعالىٰ کان پنهنجي ڇوٽڪاري ۽ الله جي مدد جون دعائون گهرندا هئا.

اها دعا قبول ٿي ۽ الله تعالىٰ پنهنجي حبيب صلى الله عليه وسلم جن کي انهن جو ولي ۽ مددگار ڪيو.

حضور انور صلى الله عليه وسلم جي مدد سان انهن کي مشرڪن جي هٿان ڇوٽڪارو مليو ۽ حضور جن مڪي مڪرم جي فتح حاصل ڪري انهن جي زبردست مدد فرمائي.

ع ۱۰ / ۶ / ۷

فَقَاتِلُوْٓا اَوْلِيَآءَ الشَّيْطٰنِ ۚ اِنَّ كَيْدَ الشَّيْطٰنِ كَانَ ضَعِيْفًا ﴿۷۶﴾ ع

تہ شيطان جي دوستن سان وڙهو ف۱۹۱ بيشڪ شيطان جي سازش ڪمزور آهي. ف۱۹۲

اَلَمْ تَرَ اِلَى الَّذِيْنَ قِيْلَ لَهُمْ كُفُّوْٓا اَيْدِيَكُمْ وَاَقِيْمُوا الصَّلٰوةَ

ڇا توهان انهن کي نہ ڏٺو جن کي چيو ويو تہ پنهنجا هٿ روڪيو ف۱۹۳ ۽ نماز قائم رکو

وَاٰتُوا الزَّكٰوةَ ۚ فَلَمَّا كُتِبَ عَلَيْهِمُ الْقِتَالُ اِذَا فَرِيْقٌ مِّنْهُمْ

۽ زڪواة ڏيو پوءِ جڏهن انهن تي جهاد فرض ڪيو ويو ف۱۹۴ تہ انهن مان ڪي

يَخْشَوْنَ النَّاسَ كَخَشْيَةِ اللّٰهِ اَوْ اَشَدَّ خَشْيَةً ۚ وَقَالُوْا رَبَّنَا

ماڻهن کان ائين ڊڄڻ لڳا جيئن الله کان ڊڄجي يا ان کان به وڌيڪ ف۱۹۵ ۽ چوڻ لڳا اي اسان جا رب

لِمَ كَتَبْتَ عَلَيْنَا الْقِتَالَ ۚ لَوْلَآ اَخَّرْتَنَآ اِلٰٓى اَجَلٍ قَرِيْبٍ ؕ قُلْ

تو اسان تي جهاد ڇو فرض ڪيو ف۱۹۶ ٿوري مدت تائين اسان کي ڇا نہ جيئرو رهڻ ڏين ها،

مَتَاعُ الدُّنْيَا قَلِيْلٌ ۚ وَالْاٰخِرَةُ خَيْرٌ لِّمَنِ اتَّقٰى ۟ وَلَا تُظْلَمُوْنَ

تون فرماءِ تہ دنيا جو نفعو ٿورو آهي ف۱۹۷ ۽ پرهيزگارن جي واسطي آخرت ڀلي آهي ۽ توهان،

فَتِيْلًا ﴿۷۷﴾ اَيْنَ مَا تَكُوْنُوْا يُدْرِكْكُّمُ الْمَوْتُ وَلَوْ كُنْتُمْ فِيْ بُرُوْجٍ

تي ڌاڳي برابر ظلم نہ ٿيندو. ف۱۹۸ توهان جاتي بہ هجو موت توهان کي اچي پهچندو ف۱۹۹ جيتوڻيڪ

مُّشَيَّدَةٍ ؕ وَاِنْ تُصِبْهُمْ حَسَنَةٌ يَّقُوْلُوْا هٰذِهٖ مِنْ عِنْدِ اللّٰهِ ۚ

مضبوط قلعن ۾ هجو ۽ انهن کي ڪا ڀلائي پهچي ف۲۰۰ چون هيءَ الله جي

وَاِنْ تُصِبْهُمْ سَيِّئَةٌ يَّقُوْلُوْا هٰذِهٖ مِنْ عِنْدِكَ ؕ قُلْ كُلٌّ

طرف کان آهي ۽ جي انهن کي ڪا برائي پهچي ف۲۰۱ تہ چون هي حضور جي طرف کان آئي ف۲۰۲

مِّنْ عِنْدِ اللّٰهِ ؕ فَمَالِ هٰٓؤُلَآءِ الْقَوْمِ لَا يَكَادُوْنَ يَفْقَهُوْنَ

تون فرماءِ سڀ الله جي طرف کان آهي ف۲۰۳ انهن ماڻهن کي ڇا ٿيو جو ڪا ڳالهہ سمجهڻ

حَدِيْثًا ﴿۷۸﴾ مَآ اَصَابَكَ مِنْ حَسَنَةٍ فَمِنَ اللّٰهِ ۫ وَمَآ اَصَابَكَ

جي ويجهو ئي نہ آهن. اي ٻڌندڙ توکي جيڪا چڱائي پهچي اها الله جي طرف کان آهي ف۲۰۴ ۽ جيڪا

مِنْ سَيِّئَةٍ فَمِنْ نَّفْسِكَ ؕ وَاَرْسَلْنٰكَ لِلنَّاسِ رَسُوْلًا ؕ وَ

برائي پهچي اها تنهنجي پنهنجي طرف کان آهي ف۲۰۵ ۽ اي محبوب اسان توکي سڀني ماڻهن جي واسطي رسول ڪري



ف۱۹۱ دين جي بلندي ۽ رضا الاهي جي لاءِ.

ف۱۹۲ يعني ڪافر جو ۽ اهو الله جي مدد جي مقابلي ۾ ڪهڙي شيءِ آهي.

ف۱۹۳ جنگ کان.

شانِ نزول:- مُشرڪ، مڪي شريف ۾ مسلمانن کي گهڻا ايذاءَ ڏيندا هئا. هجرت کان اڳ رسول الله صلی الله عليه وسلم جن جي صحابہ ڪرام جي هڪ جماعت حضور جن جي خدمت اقدس ۾ عرض گذاريو تہ توهان اسان کي ڪافرن سان وڙهڻ جي اجازت ڏيو، اُنهن اسان کي گهڻو ستايو آهي ۽ گهڻا ايذاءَ ڏين ٿا. حضور جن فرمايو تہ انهن سان جنگ ڪرڻ کان هٿ روڪيو نماز ۽ زڪواة، جيڪي توهان تي فرض آهن سي ادا ڪندا رهو.

فائدو:- هن مان ثابت ٿيو تہ نماز ۽ زڪواة جهاد کان اڳ فرض ٿيون.

ف۱۹۴ مديني طيبہ ۾ ۽ بدر جي حاضريءَ جو حڪم ڏنو ويو.

ف۱۹۵ اهو طبعي خوف هو تہ انسان جي طبيعت آهي تہ موت ۽ هلاڪت کان گهبرائي ۽ ڊڄي ٿو.

ف۱۹۶ ان جي حڪمت ڇا آهي؟

هي سوال حڪمت جو سبب دريافت ڪرڻ جي لاءِ هو، نہ اعتراض جي طريقي سان، انهيءَ ڪري اُنهن کي ان سوال تي ملامت ۽ ڦٽڪار نہ فرمائي ويئي، بلڪ تسڪين بخش جواب عطا فرمايو ويو.

ف۱۹۷ زائل ۽ فاني آهي.

ف۱۹۸ ۽ توهان جا اجر گهٽ نہ ڪيا ويندا، پوءِ جهاد ۾ انديشو ۽ تأمل نہ ڪريو.

ف۱۹۹ ۽ ان کان آزادي حاصل ڪرڻ جي ڪا صورت نہ آهي ۽ جڏهن موت اڻٽر آهي تہ بستري تي مري وڃڻ کان خدا جي واٽ ۾ جان ڏيڻ ڀلو آهي، جو هيءَ آخرت جي سعادت جو سبب آهي.

ف۲۰۰ سستي ۽ گهڻي پيداوار وغيره جي.

ف۲۰۱ ڳرو ڏڪر وغيره.

ف۲۰۲ اهو حال منافقن جو آهي تہ جڏهن اُنهن کي ڪا سختي اچي تہ اُن کي سيّد عالم صلی الله عليه وسلم جن جي طرف نسبت ڪن ۽ چون تہ جڏهن کان هي آيا آهن، اهڙيون ئي سختيون سامهون اچن ٿيون.

ف۲۰۳ مهانگائپ هجي يا سستائپ، ڏڪر هجي يا سُڪر، ڏک هجي يا آرام هجي يا تڪليف، فتح هجي يا شڪست، حقيقت ۾ سڀ الله جي طرف کان آهي.

ف۲۰۴ ان جو فضل ۽ رحمت آهي.

ف۲۰۵ جو تو اهڙن گناهن جو ارتڪاب ڪيو جو تون ان جو حقدار ٿئين.

مسئلو:- هتي برائي جي نسبت ٻانهي جي طرف مجاز آهي ۽ مٿي جيڪو ذڪر ٿيو، سو حقيقت هو. ڪن مفسرن فرمايو تہ برائيءَ جي نسبت ٻانهي جي طرف ادب جي طريقي تي آهي. خلاصو هيءُ آهي تہ ٻانهو جڏهن حقيقي فاعل جي طرف نظر ڪري تہ هر شيءِ کي انهيءَ طرف ڄاڻي ۽ جڏهن اسباب تي نظر ڪري تہ برائين کي پنهنجي نفس جي شامت سبب کان سمجهي.

كَفٰى بِاللّٰهِ شَهِيْدًا ﴿۷۹﴾ مَنْ يُّطِعِ الرَّسُوْلَ فَقَدْ اَطَاعَ اللّٰهَ ۚ وَ
موڪليو ف۲۰۶ ۽ الله ڪافي آهي شاهد ف۲۰۷ جنهن رسول جو حڪم مڃيو بيشڪ ان الله جو حڪم مڃيو ف۲۰۸
مَنْ تَوَلّٰى فَمَآ اَرْسَلْنٰكَ عَلَيْهِمْ حَفِيْظًا ﴿۸۰﴾ وَ يَقُوْلُوْنَ طَاعَةٌ ۫
۽ جنهن منهن ڦيريو ف۲۰۹ ته اسان توکي انهن جي بچائڻ جي واسطي نه موڪليو آهي ۽ چوندا آهن اسان حڪم مڃيو
فَاِذَا بَرَزُوْا مِنْ عِنْدِكَ بَيَّتَ طَآئِفَةٌ مِّنْهُمْ غَيْرَ الَّذِىْ
ف۲۱۰ پوءِ جڏهن تو وٽان نڪري ويندا آهن ته انهن مان هڪ ٽولو جيڪو چيئي ويو هو ان جي خلاف
تَقُوْلُ ۭ وَاللّٰهُ يَكْتُبُ مَا يُبَيِّتُوْنَ ۚ فَاَعْرِضْ عَنْهُمْ وَتَوَكَّلْ عَلَى
رات جو منصوبا ناهي ٿو ۽ الله لکي ڇڏي ٿو ان جي رات جا منصوبا ف۲۱۱ اي محبوب تون انهن کان چشم پوشي ڪر ۽ الله تي
اللّٰهِ ۭ وَكَفٰى بِاللّٰهِ وَكِيْلًا ﴿۸۱﴾ اَفَلَا يَتَدَبَّرُوْنَ الْقُرْاٰنَ ۭ وَلَوْ كَانَ
ڀروسو ڪر ۽ الله ڪافي آهي ڪارساز. ڇا غور نٿا ڪن قرآن ۾ ف۲۱۲ ۽ جيڪڏهن اهو خدا جي
مِنْ عِنْدِ غَيْرِ اللّٰهِ لَوَجَدُوْا فِيْهِ اخْتِلَافًا كَثِيْرًا ﴿۸۲﴾ وَاِذَا جَآءَهُمْ
غير جي طرفان هجي ها ته ضرور ان ۾ گهڻو اختلاف لهن ها ف۲۱۳ ۽ جڏهن انهن وٽ ڪا
اَمْرٌ مِّنَ الْاَمْنِ اَوِ الْخَوْفِ اَذَاعُوْا بِهٖ ۭ وَلَوْ رَدُّوْهُ اِلَى الرَّسُوْلِ
ڳالهه امن ف۲۱۴ يا خوف جي ف۲۱۵ اچي ٿي ته ان کي مشهور ڪري ويهندا آهن ف۲۱۶ ۽ جيڪڏهن ان ۾
وَاِلٰٓى اُولِى الْاَمْرِ مِنْهُمْ لَعَلِمَهُ الَّذِيْنَ يَسْتَنْۢبِطُوْنَهٗ مِنْهُمْ ۭ
رسول ۽ پنهنجي اختيار وارن ماڻهن ف۲۱۷ جي طرف رجوع ڪن ها ف۲۱۸ ته ضرور انهن کان ان جي حقيقت ڄاڻي وٺن ها
وَلَوْلَا فَضْلُ اللّٰهِ عَلَيْكُمْ وَرَحْمَتُهٗ لَاتَّبَعْتُمُ الشَّيْطٰنَ اِلَّا
هي جو بعد ۾ ڄاڻيندا آهن ف۲۱۹ ۽ جيڪڏهن توهان تي الله جو فضل ف۲۲۰ ۽ ان جي رحمت ف۲۲۱ نه هجي ها ته ضرور توهان شيطان جي پٺيان لڳي پوو
قَلِيْلًا ﴿۸۳﴾ فَقَاتِلْ فِىْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ۚ لَا تُكَلَّفُ اِلَّا نَفْسَكَ وَحَرِّضِ
ها ف۲۲۲ مگر ٿورا ف۲۲۳ پوءِ اي محبوب الله جي راه ۾ لڙائي ڪر ف۲۲۴ توکي تڪليف نه ڏني ويندي مگر پنهنجي ذات جي ف۲۲۵
الْمُؤْمِنِيْنَ ۚ عَسَى اللّٰهُ اَنْ يَّكُفَّ بَاْسَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا ۭ وَاللّٰهُ
۽ مسلمانن کي تيار ڪر ف۲۲۶ قريب آهي جو الله ڪافرن جي سختي روڪي ڇڏي ف۲۲۷ ۽ الله جي
اَشَدُّ بَاْسًا وَّاَشَدُّ تَنْكِيْلًا ﴿۸۴﴾ مَنْ يَّشْفَعْ شَفَاعَةً حَسَنَةً يَّكُنْ
پڪڙ سڀ کان سخت آهي ۽ ان جو عذاب سڀني کان زياده آهي. جيڪو چڱي سفارش ڪندو ف۲۲۸ ان جي واسطي



ف۲۰۶ عربي هجن يا عجمي. توهان سموري مخلوق جي لاءِ رسول بڻايا ويو ۽ سارو جهان توهان جي اُمتي ڪيو ويو. هيءُ سيّد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي جلالتِ منصب ۽ رفعتِ منزلت جو بيان آهي.

ف۲۰۷ توهان جي عام رسالت تي، پوءِ سڀني تي توهان جي تابعداري ۽ توهان جي فرمانبرداري فرض آهي.

ف۲۰۸ شان نزول:- رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو جنهن منهنجي تابعداري ڪئي، ان الله جي تابعداري ڪئي ۽ جنهن مون سان محبت ڪئي، ان الله سان محبت ڪئي. اُن تي اڄڪلهه جي گستاخ بد دينن وانگر اُن زماني جي ڪن منافقن چيو ته محمّد مصطفىٰ صلى الله عليه وسلم جن هي چاهين ٿا ته اسان اُنهن کي رب مڃيون، جيئن نصرانين عيسىٰ بن مريم کي رب مڃيو. اُن تي الله تعالىٰ اُنهن جي رد ۾ هيءَ آيت نازل فرمائي پنهنجي نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي ڪلام جي تصديق فرمائي ڇڏي ته بيشڪ رسول جي اطاعت، الله جي اطاعت آهي.

ف۲۰۹ ۽ توهان جي اطاعت کان مُنهن ڦيريو.

ف۲۱۰ شان نزول:- هيءَ آيت منافقن جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪي سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي حضور ۾ ايمان ۽ اطاعت شعاري جو مظاهرو ڪندا هئا ۽ چوندا هئا ته اسان حضور جن تي ايمان آندو آهي، اسان حضور جن جي تصديق ڪئي آهي، حضور جن جيڪو اسان کي حڪم فرمائن، اسان تي ان جي اطاعت لازم آهي. ف۲۱۱ اُنهن جي اعمال نامن ۾ ۽ اُن جو انهن کي بدلو ڏيندو. ف۲۱۲ ۽ اُن جي علوم ۽ حڪمتن کي نٿا ڏسن ته اُن پنهنجي فصاحت سان سموري مخلوق کي عاجز ڪري ڇڏيو آهي ۽ غيبي خبرن سان منافقن جي احوال ۽ اُنهن جي مَڪر ۽ فريب جو راز ظاهر ڪري ڇڏيو آهي ۽ اڳين پوين جو خبرون ڏنيو آهن. ف۲۱۳ ۽ ايندڙ زماني جي متعلق غيبي خبرون مطابق ٿين ها ۽ جڏهن ائين نه ٿيو ۽ قرآن پاڪ جي غيبي خبرن مطابق

ايندڙ واقعا پيش ايندا رهيا پوءِ ثابت ٿيو ته يقينًا اهو ڪتاب الله جي طرف کان آهي ۽ ان جي مضمونن ۾ به پڻ هڪ ٻئي سان اختلاف نه آهي، اهڙيءَ طرح فصاحت ۽ بلاغت ۾ به، ڇو ته مخلوق جو ڪلام فصيح به هجي ته پوءِ به سمورو هڪجهڙو نه ٿو ٿئي. ڪجهه بليغ ٿئي ٿو ته ڪجهه حقير ٿئي ٿو، جيئن شاعرن ۽ زبان جي ڄاڻن جي ڪلام ۾ ڏٺو وڃي ٿو ته ڪو گهڻو مزي وارو ۽ ڪو نهايت بي مزي. هي الله تعالىٰ جي ئي ڪلام جو شان آهي ته اُن جو سمورو ڪلام فصاحت ۽ بلاغت جي اعلىٰ مرتبي تي آهي.

ف۲۱۴ يعني اسلام جي فتح. ف۲۱۵ يعني مسلمانن کي شڪست جي خبر. ف۲۱۶ جيڪو فساد جو موجب ٿئي ٿو. ڇو ته مسلمانن جي فتح ۽ شهرت سان ته ڪافرن ۾ جوش پيدا ٿئي ٿو ۽ شڪست جي خبر سان مسلمانن جو حوصلو ختم ٿي وڃي ٿو. ف۲۱۷ اڪابر صحابه، جيڪي راءِ وارا ۽ بصيرت وارا آهن. ف۲۱۸ ۽ پاڻ کي ان ۾ دخل نه ڏين ها. ف۲۱۹ مسئلو:- مفسرن فرمايو، هن آيت ۾ قياس جي جواز تي دليل آهي ۽ هي به معلوم ٿئي ٿو ته هڪ علم اهو آهي، جيڪو قرآن ۽ حديث جي استنباط ۽ قياس جي ذريعي حاصل ٿئي ٿو. مسئلو:- هيءَ به معلوم ٿيو ته ديني معاملن ۾ هر شخص کي دخل ڏيڻ جائز نه آهي جيڪو اهل هجي ان جي حوالي ڪرڻ گهرجي. ف۲۲۰ رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي بعثت. ف۲۲۱ قرآن جو نزول. ف۲۲۲ ۽ ڪفر ۽ گمراهيءَ ۾ گرفتار رهو ها. ف۲۲۳ اهي ماڻهو جن سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي بعثت ۽ قرآن جي نزول کان اڳ مٿانئن ايمان آندو، جيئن زيد بن عمرو بن نفيل ۽ ورقه بن نوفل ۽ قس بن ساعده. ف۲۲۴ توڙي ڪو توهان جو ساٿ ڏئي يا نه ڏئي ۽ توهان اڪيلا رهجي وڃو. ف۲۲۵ شان نزول:- بدر صغرىٰ جي جنگ، جيڪا ابوسفيان سان مقرر ٿي چڪي هئي. جڏهن ان جو وقت آيو ته رسول الله صلى الله عليه وسلم جن اوڏانهن وڃڻ جي دعوت ڏني ماڻهن کي. ڪن کي اها ڳالهه ڳري لڳي ته پوءِ الله تعالىٰ هيءَ آيت نازل فرمائي ۽ پنهنجي حبيب صلى الله عليه وسلم جن کي حڪم ڏنو ته توهان جهاد نه ڇڏيو توڙي اڪيلا هجو، الله تعالىٰ توهان جو مددگار آهي، الله جو واعدو سچو آهي. اهو حڪم حاصل ڪري رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن بدر صغرىٰ جي جنگ جي لاءِ روانا ٿيا ۽ صرف ستر سوار ساڻ هئا. ف۲۲۶ انهن کي جهاد جي ترغيب ڏيو ۽ بس. ف۲۲۷ ايئن ئي ٿيو جو مسلمانن جي اهو ننڍڙو لشڪر ڪامياب ٿيو ۽ ڪافر اهڙا مرعوب ٿيا جو اُهي مسلمانن جي مقابلي ۾ ميدان ۾ نه اچي سگهيا. فائدو:- هن آيت مان ثابت ٿيو ته سيّد عالم صلى الله عليه وسلم جن بهادريءَ ۾ سڀني کان اعلىٰ آهن، جو ڪين اڪيلو ڪافرن جي مقابلي ۾ تشريف وٺي وڃڻ جو حڪم ٿيو ۽ پاڻ آماده ٿي ويا. ف۲۲۸ ڪنهن کان ڪنهن جي، ته ان کي نفعو پهچائي يا ڪنهن مصيبت ۽ تڪليف کان ڇوٽڪارو ڏياري ۽ هجي اهو شريعت جي موافق ته.

لَّهٗ نَصِيْبٌ مِّنْهَا ۚ وَمَنْ يَّشْفَعْ شَفَاعَةً سَيِّئَةً يَّكُنْ لَّهٗ كِفْلٌ

ان مان حصو آهي ۽ ٢٢٩ ۽ جنهن بُري سفارش ڪئي ان جي واسطي ان مان حصو

مِّنْهَا ۗ وَكَانَ اللّٰهُ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ مُّقِيْتًا ﴿٨٥﴾ وَاِذَا حُيِّيْتُمْ بِتَحِيَّةٍ

آهي ف٢٣٠ ۽ الله هر شيءِ تي قادر آهي. ۽ جڏهن توهان کي ڪو به ڪنهن لفظ سان سلام ڪري ته توهان

فَحَيُّوْا بِاَحْسَنَ مِنْهَآ اَوْ رُدُّوْهَا ۗ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ

ان کان بهتر لفظ جواب ۾ چئو يا اهو ئي چئي ڇڏيو، بيشڪ الله هر شيءِ تي حساب وٺندڙ آهي ف٢٣١

حَسِيْبًا ﴿٨٦﴾ اَللّٰهُ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۗ لَيَجْمَعَنَّكُمْ اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ لَا رَيْبَ

الله آهي جو ان کان سواءِ ڪنهن جي بندگي ناهي ۽ اهو ضرور توهان کي گڏ ڪندو قيامت جي ڏينهن جنهن ۾ ڪو شڪ نه آهي.

فِيْهِ ۗ وَمَنْ اَصْدَقُ مِنَ اللّٰهِ حَدِيْثًا ﴿٨٧﴾ فَمَا لَكُمْ فِي الْمُنٰفِقِيْنَ

۽ الله کان وڌيڪ ڪنهن جي ڳالهه سچي ٿي سگهي ٿي؟ ف٢٣٢ ته توهان کي ڇا ٿيو آهي جو منافقن جي باري

فِئَتَيْنِ وَاللّٰهُ اَرْكَسَهُمْ بِمَا كَسَبُوْا ۗ اَتُرِيْدُوْنَ اَنْ تَهْدُوْا مَنْ

۾ ٻه ٽولا ٿي ويا ف٢٣٣ ۽ الله کين اونڌو ڪيو انهن جي ڪرتوتن سبب ف٢٣٤ ڇا ٿا چاهيو ته ان کي راهه ڏيکاريو

اَضَلَّ اللّٰهُ ۗ وَمَنْ يُّضْلِلِ اللّٰهُ فَلَنْ تَجِدَ لَهٗ سَبِيْلًا ﴿٨٨﴾ وَدُّوْا لَوْ

جنهن کي الله گمراهه ڪيو ۽ جنهن کي الله گمراهه ڪري ته ان جي لاءِ تون هرگز واٽ نه لهندين. اهي ته چاهين

تَكْفُرُوْنَ كَمَا كَفَرُوْا فَتَكُوْنُوْنَ سَوَآءً فَلَا تَتَّخِذُوْا مِنْهُمْ اَوْلِيَآءَ

ٿا ته من توهان به ڪافر ٿي وڃو جيئن اهي ڪافر ٿيا ۽ توهان سڀ برابر ٿي وڃو ته انهن مان ڪنهن کي پنهنجو دوست

حَتّٰى يُهَاجِرُوْا فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ۗ فَاِنْ تَوَلَّوْا فَخُذُوْهُمْ وَ

نه بڻايو ف٢٣٦ جيستائين الله جي راهه ۾ گهر بار نه ڇڏن ف٢٣٧ پوءِ جي مُنهن موڙين ف٢٣٨ ته انهن کي پڪڙيو

اقْتُلُوْهُمْ حَيْثُ وَجَدْتُّمُوْهُمْ ۪ وَلَا تَتَّخِذُوْا مِنْهُمْ وَلِيًّا وَّلَا

۽ جتي به ملن اتي قتل ڪيو، ۽ انهن مان ڪنهن کي دوست نه ناهيو ۽ نه

نَصِيْرًا ﴿٨٩﴾ اِلَّا الَّذِيْنَ يَصِلُوْنَ اِلٰى قَوْمٍ ۭ بَيْنَكُمْ وَبَيْنَهُمْ مِّيْثَاقٌ

مددگار. ف٢٣٩ مگر اهي جيڪي اهڙي قوم سان واسطو رکن ٿا جو توهان ۾ ۽ انهن ۾

اَوْ جَآءُوْكُمْ حَصِرَتْ صُدُوْرُهُمْ اَنْ يُّقَاتِلُوْكُمْ اَوْ يُقَاتِلُوْا

معاهدو آهي ف٢٤٠ يا توهان وٽ هن حال ۾ آيا جو انهن جي دلين ۾ طاقت نه رهي جو توهان سان لڙي سگهن ف٢٤١ يا پنهنجي

منزل ١

٢٢٩ اجر ۽ جزا.

٢٣٠ عذاب ۽ سزا.

٢٣١ سلام جا مسائل:-

سلام ڪرڻ سنت آهي ۽ جواب ڏيڻ فرض ۽ جواب ۾ افضل آهي ته سلام ڪرڻ واري جي سلام تي وڌائي. مثلاً پهريون شخص السلام عليڪم چوي ته ٻيو شخص وعليڪم السلام ورحمة الله چئي ۽ جيڪڏهن پهرئين ورحمة الله به چيو هجي ته ٻيو وبرڪاته اچا وڌائي. پوءِ ان کان وڌيڪ سلام ۾ ٻيو ڪو اضافو ڪونه آهي. ڪافر گمراهه، فاسق ۽ استنجو ڪندي مسلمانن کي سلام نه ڪرڻ گهرجي.

جيڪو شخص خطبي يا قرآن پاڪ جي تلاوت يا حديث شريف يا علم جي مذاڪري يا آذان يا تڪبير ۾ مشغول هجي، ان حال ۾ ان کي سلام نه ڪيو وڃي، پر جيڪڏهن ڪو سلام ڪري ته اُن تي جواب ڏيڻ لازم نه آهي ۽ جيڪو شخص شطرنج، چوپڙ، تاس، وغيره ڪا ناجائز راند ڪيڏندو هجي يا ڳائي ڳائڻ ۾ مشغول هجي يا پائخاني يا غسل خاني ۾ يا بي عذر اگهاڙو هجي ته ان کي سلام نه ڪيو وڃي.

مسئلو:- ماڻهو پنهنجي گهر ۾ داخل ٿئي گهر وارن کي سلام ڪري. هندوستان ۽ پاڪستان ۾ هيءُ وڏي غلط رسم آهي ته زال ۽ مڙس ۾ ايتري گهري تعلقات هوندي به هڪٻئي کي سلام کان محروم ڪن ٿا، باوجود ان جي جو سلام جنهن کي ڪيو وڃي ته ان جي لاءِ سلامتيءَ جو سبب آهي.

مسئلو:- سنئي سواريءَ وارو گهٽ سواري واري کي ۽ گهٽ سواريءَ وارو پيادل هلندڙ کي ۽ پيادل هلندڙ ويٺل کي ۽ ننڍو وڏي کي ۽ ٿورا گهڻن کي سلام ڪن.

٢٣٢ يعني ان کان وڌيڪ سچائي ڪانه آهي، جو ته ان جو ڪوڙ ناممڪن ۽ محال آهي جو ته ڪوڙ عيب آهي ۽ الله تي هر عيب محال آهي، اهو سمورن عيبن کان پاڪ آهي.

٢٣٣ شان نزول:- منافقن جي هڪ جماعت سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن سان گڏ جهاد ۾ وڃڻ کان رُڪجي ويٺي هئي. انهن جي باب ۾ صحابه ڪرام جا ٻه ٽولا ٿي ويا. هڪ ٽولو قتل تي آماده هو ۽ ٻيو ٽولو ان جي قتل کان انڪار ڪري رهيو هو اُن معاملي ۾ هيءَ آيت نازل ٿي.

٢٣٤ جو اهي حضور جن سان گڏ جهاد ۾ وڃڻ کان محروم رهيا.

٢٣٥ انهن جي ڪفر ۽ مرتد ٿيڻ ۽ مُشرڪن سان ملڻ جي باعث، پوءِ جڳائي ته مسلمان به انهن جي ڪفر ۾ اختلاف نه ڪن. ٢٣٦ هن آيت ۾ ڪافرن سان دوستي جي منع ڪئي وئي، توڙي اهي ايمان جو اظهار ڪندا هجن. ٢٣٧ ۽ ان سان انهن جي ايمان جي تحقيق نه ٿي وڃي. ٢٣٨ ايمان ۽ هجرت کان ۽ پنهنجي حالت تي قائم رهن. ٢٣٩ ۽ جيڪڏهن توهان جي دوستيءَ جي دعوىٰ ڪن ۽ مدد جي لاءِ تيار رهجن ته سندن مدد قبول نه ڪريو. ٢٤٠ هيءُ استثنيٰ قتل جي طرف راجع آهي، جو ته ڪافرن ۽ منافقن سان ياري ڪنهن حال ۾ جائز نه آهي ۽ واعدي مان هيءُ واعدو مراد آهي ته اُن قوم کي ۽ اُن قوم ۾ جيڪو وڃي ملي، ان کي امن آهي، جيئن سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن مڪي مڪرم تشريف وٺي وڃڻ وقت هلال بن عويمر اسلميءَ سان معاملو ڪيو هو. ٢٤١ پنهنجي قوم سان گڏ ٿي.

قَوۡمِهِمۡ ؕ وَلَوۡ شَآءَ اللّٰهُ لَسَلَّطَهُمۡ عَلَيۡكُمۡ فَلَقٰتَلُوۡكُمۡ ۚ فَاِنِ

قوم سان لڙائي ڪن و٢٤٢ ۽ الله گهري ها ته ضرور توهان تي انهن کي ڇانيل رکي ها ۽ بيشڪ اهي توهان سان لڙن ها و٢٤٣ پوءِ

اعۡتَزَلُوۡكُمۡ فَلَمۡ يُقَاتِلُوۡكُمۡ وَاَلۡقَوۡا اِلَيۡكُمُ السَّلَمَ ۙ فَمَا جَعَلَ اللّٰهُ

جيڪڏهن اُهي توهان کان پاسو ڪن ۽ لڙائي نه ڪن ۽ صلح جو پيغام موڪلين ته الله توهان کي انهن تي

لَكُمۡ عَلَيۡهِمۡ سَبِيۡلًا ﴿٩٠﴾ سَتَجِدُوۡنَ اٰخَرِيۡنَ يُرِيۡدُوۡنَ اَنۡ

ڪا واٽ نه ڏني. و٢٤٤ هاڻي ڪجهه ٻيا توهان اهڙا ڏسندؤ جو ھي گهرن ٿا ته توهان کان به امن

يَّاۡمَنُوۡكُمۡ وَيَاۡمَنُوۡا قَوۡمَهُمۡ ؕ كُلَّمَا رُدُّوۡۤا اِلَى الۡفِتۡنَةِ اُرۡكِسُوۡا فِيۡهَا ۚ

۾ رهن ۽ پنهنجي قوم کان به امان ۾ رهن و٢٤٥ جڏهن به سندن قوم انهن کي فساد ڏانهن موٽائي و٢٤٦ ته ان ۾ اونڌا ٿي ڪرندا آهن

فَاِنۡ لَّمۡ يَعۡتَزِلُوۡكُمۡ وَيُلۡقُوۡۤا اِلَيۡكُمُ السَّلَمَ وَيَكُفُّوۡۤا اَيۡدِيَهُمۡ

پوءِ جيڪي اهي توهان کان پاسو نه ڪن و٢٤٧ ۽ صلح جي لاءِ ڪنڌ نه جهڪائن ۽ پنهنجا هٿ نه روڪين ته

فَخُذُوۡهُمۡ وَاقۡتُلُوۡهُمۡ حَيۡثُ ثَقِفۡتُمُوۡهُمۡ ؕ وَاُولٰٓئِكُمۡ جَعَلۡنَا لَكُمۡ

پوءِ انهن کي پڪڙيو ۽ جاتي لهو قتل ڪريو ۽ اهي ئي آهن جن تي اسان توهان کي ڪليل

عَلَيۡهِمۡ سُلۡطٰنًا مُّبِيۡنًا ﴿٩١﴾ ع وَمَا كَانَ لِمُؤۡمِنٍ اَنۡ يَّقۡتُلَ مُؤۡمِنًا اِلَّا

اختيار ڏنو آهي و٢٤٨. ۽ مسلمان کي حق نه آهي جو مسلمان جو خون ڪري مگر خطا

خَطَـًٔا ۚ وَمَنۡ قَتَلَ مُؤۡمِنًا خَطَـًٔا فَتَحۡرِيۡرُ رَقَبَةٍ مُّؤۡمِنَةٍ وَّدِيَةٌ

۾ و٢٤٩ ۽ جيڪو ڪنهن مسلمان کي اڻ ڄاڻائي ۾ قتل ڪري ته ان تي هڪ مسلمان ٻانهو آزاد ڪرڻ آهي ۽ خون

مُّسَلَّمَةٌ اِلٰٓى اَهۡلِهٖۤ اِلَّاۤ اَنۡ يَّصَّدَّقُوۡا ؕ فَاِنۡ كَانَ مِنۡ قَوۡمٍ عَدُوٍّ

بها جو مقتول جي وارثن جي حوالي ڪيو وڃي و٢٥٠ مگر هي ته معاف ڪري ڇڏين پوءِ جيڪڏهن اهو و٢٥١ اهڙي قوم کان هجي جو توهان جي

لَّكُمۡ وَهُوَ مُؤۡمِنٌ فَتَحۡرِيۡرُ رَقَبَةٍ مُّؤۡمِنَةٍ ؕ وَاِنۡ كَانَ مِنۡ قَوۡمٍۢ

دشمن آهي و٢٥٢ ۽ اهو پاڻ مسلمان آهي ته فقط هڪ مسلمان ٻانهو آزاد ڪرڻ و٢٥٣ ۽ جيڪڏهن اهو اهڙي قوم مان

بَيۡنَكُمۡ وَبَيۡنَهُمۡ مِّيۡثَاقٌ فَدِيَةٌ مُّسَلَّمَةٌ اِلٰٓى اَهۡلِهٖ وَتَحۡرِيۡرُ

آهي جو توهان ۽ انهن ۾ معاهدو آهي ته ان جي ماڻهن کي خون بها حوالي ڪيو وڃي ۽ هڪ مسلمان

رَقَبَةٍ مُّؤۡمِنَةٍ ۚ فَمَنۡ لَّمۡ يَجِدۡ فَصِيَامُ شَهۡرَيۡنِ مُتَتَابِعَيۡنِ ؗ

ٻانهو آزاد ڪرڻ و٢٥٤ ته جنهن جو هٿ نه پهچي و٢٥٥ ته لڳاتار ٻه مهينا روزا رکي و٢٥٦

8

ع ١٢ / ٤ / ٩

٢٤٢ توهان سان گڏ نه ٿي. ٢٤٣ پر الله تعالىٰ انهن جي دلين ۾ رعب وجهي ڇڏيو ۽ مسلمانن کي انهن جي شر کان محفوظ رکيو. ٢٤٤ ته توهان انهن سان جنگ ڪريو. ڪن مفسرن جو قول آهي ته اهو حڪم اُقْتُلُوا الْمُشْرِكِيْنَ حَيْثُ وَجَدْتُّمُوْهُمْ جي آيت سان منسوخ ٿي ويو.

٢٤٥ شان نزول:- مديني طيبه ۾ قبيلہ اسد ۽ غطفان جا ماڻهو رياءَ سان اسلام جو ڪلمو پڙهندا ۽ پنهنجو پاڻ کي مسلمان ظاهر ڪندا هئا ۽ جڏهن انهن مان ڪو پنهنجي قوم سان ملندو هو ۽ اهو ماڻهو انهن کي چوندو هو ته توهان ڪهڙيءَ شيءِ تي ايمان آندو ته اهي ماڻهو چوندا هئا ته باندرن ۽ ٻولن وغيره تي. ان اندازي مان انهن جو مطلب هي هو ته ٻنهي طرفن کان رسم و راه رکن ۽ ڪنهن طرف کان انهن کي نقصان نه پهچي. اهي ماڻهو منافق هئا تن جي حق ۾ هي آيت نازل ٿي. ٢٤٦ شرڪ يا مسلمانن سان جنگ. ٢٤٧ جنگ کان باز اچي. ٢٤٨ انهن جي ڪفر، ٺڳيءَ ۽ مسلمانن کي نقصان پهچائڻ سبب. ٢٤٩ يعني مؤمن، ڪافر وانگر مباح الدم نه آهي، جنهن جو حڪم مٿين آيت ۾ ذڪر ٿي چڪو، ته بغير حق جي مسلمان کي قتل ڪرڻ جائز نه آهي ۽ مسلمان جي شان نه آهي ته ان کان ڪنهن مسلمان جو ناحق قتل ٿي وڃي ۽ سواءِ ان جي جو خطاءَ هجي اهو هن طرح ته ماري ٻيو شڪار يا حربيءَ ڪافر کي ۽ هٿ ڌڪي وڃڻ سبب تير وڃي مسلمان کي لڳو، يا هيءَ ته ڪنهن شخص کي ڪافر حربي سمجهي ڪري ماريو ۽ اهو هو مسلمان.

٢٥٠ يعني اُن جي وارثن کي ڏني وڃي، اهي ان کي ميراث وانگر تقسيم ڪن، ديت مقتول جي ترڪي جي حڪم ۾ آهي. ان مان مقتول جو قرض به ادا ڪيو ويندو ۽ وصيت به جاري ڪئي ويندي. ٢٥١ جيڪو پُل ۾ قتل ڪيو ويو. ٢٥٢ يعني ڪافر. ٢٥٣ لازم آهي ۽ چٽي نه آهي. ٢٥٤ يعني جيڪڏهن مقتول ذمي هجي ته ان جو اهو ئي حڪم آهي، جيڪو مسلمان جو.

٢٥٥ يعني اهو ڪنهن غلام جو مالڪ نه هجي. ٢٥٦ لڳاتار روزا رکڻ هي آهي ته اُنهن روزن جي وچ ۾ رمضان ۽ ايام التشريق نه هجن ۽ وچ ۾ روزن جو سلسلو عذر سان يا بغير عذر جي ڪنهن به طرح نه ٽٽي وڃي. شان نزول:- هيءَ آيت عياش بن ربيعه مخزوميءَ جي حق ۾ نازل ٿي. ان هجرت کان اڳ مڪي مڪرم ۾ اسلام آندو ۽ گهر وارن جي خوف کان مديني طيبه وڃي پناه ورتائين. تنهن ڪري سندس ماءُ کي گهڻي بيقراري ٿي ۽ ان حارث ۽ ابوجهل پنهنجن ٻنهي پٽن (جيڪي عياش جا ماٽيجا ڀائر هئا) کي چيو ته خدا جو قسم! نه مان ڇانو ۾ ويهان، نه ڪا ڏو چکيان، نه پاڻي پيان، جيستائين توهان عياش کي مون وٽ نه وٺي ايندؤ. اهي ٻيئي حارث بن زيد بن ابي انيسه کي ساڻ ڪري تلاش ۾ نڪتا ۽ مديني شريف ۾ اچي عياش کي لڌائون ۽ اُن کي سندس ماءُ جي جزع، فزع بيقراريءَ ۽ ڪاڏي پيتي ڇڏڻ جي خبر ٻڌائي ۽ الله کي وچ ۾ آڻي هي عهد ڪيو ته اسان توکي دين جي باري ۾ ڪجهه نه چونداسون. انهيءَ حيلي سان اهي عياش کي مديني کان ٻاهر وٺي آيا ۽ ان کي ٻڌائون ۽ هڪ سو ڪوڙا هنيا. پوءِ ماءُ وٽ آندائون، ماءُ هن کي ته سڀي چيو ته مان تنهنجون مشڪون نه کوليندس، جيستائين تون پنهنجو دين نه ڇڏيندين. پوءِ عياش کي بدل حالت ۾ اُس ۾ اچلائي ڇڏيائون. عياش انهن مصيبتن کان تنگ اچي چيو ته مجبور ۽ پنهنجو دين ڇڏي ڏنو ته حارث بن زيد عياش کي ملامت ڪندي چيو ته تون انهيءَ دين تي هئين. جيڪڏهن اهو حق هو ته حق کي ڇڏي ڏنو ۽ جيڪڏهن باطل هو ته تون باطل دين تي رهئين. اها ڳالهه عياش کي ڏاڍي ناپسند لڳي ۽ عياش چيو ته مان توکي ڪٿي به اڪيلو لهندس ته خدا جو قسم! ضرور قتل ڪندس. ان کان پوءِ عياش اسلام آندو ۽ ان مديني شريف هجرت ڪئي ۽ ان کان پوءِ حارث به اسلام آندو ۽ هجرت ڪري رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ پهتو، پران ڏينهن عياش موجود نه هو ۽ نه ان کي حارث جي اسلام قبول ڪرڻ جو اطلاع به مليو. قباءَ جي ويجهو عياش، حارث کي ڏسي ورتو ۽ قتل ڪري ڇڏيو. ماڻهن چيو ته اي عياش! تو نهايت بُرو ڪم ڪيو. حارث ته اسلام آڻي چڪو هو. اُن تي عياش کي گهڻو افسوس ٿيو ۽ رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿي واقعو عرض ڪيو ۽ چيو ته مون کي قتل جي وقت تائين اُن جي اسلام آڻڻ جي خبر نه هئي. اُن تي هيءَ آيت نازل ٿي.

تَوْبَةً مِّنَ اللّٰهِ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ عَلِيْمًا حَكِيْمًا ﴿۹۲﴾ وَمَنْ يَّقْتُلْ مُؤْمِنًا

هيءَ الله وٽان جي توبه آهي ۽ الله ڄاڻندڙ ۽ حڪمت وارو آهي. ۽ جيڪو مسلمان کي ڄاڻي واڻي

مُّتَعَمِّدًا فَجَزَآؤُهٗ جَهَنَّمُ خٰلِدًا فِيْهَا وَغَضِبَ اللّٰهُ عَلَيْهِ وَلَعَنَهٗ

قتل ڪري ته ان جو بدلو جهنم آهي جو ڪيتري مدت ان ۾ رهي ف۲۵۷ ۽ الله ان تي ڏمريو ۽

وَاَعَدَّ لَهٗ عَذَابًا عَظِيْمًا ﴿۹۳﴾ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اِذَا ضَرَبْتُمْ فِيْ

ان تي لعنت موڪلي ۽ ان جي لاءِ تيار ڪري رکيائين وڏو عذاب. اي ايمان وارؤ جڏهن توهان جهاد جي واسطي

سَبِيْلِ اللّٰهِ فَتَبَيَّنُوْا وَلَا تَقُوْلُوْا لِمَنْ اَلْقٰۤى اِلَيْكُمُ السَّلٰمَ لَسْتَ

نڪرو ته تحقيق ڪندا ڪريو ۽ جيڪو توهان کي سلام ڪري ان کي ايئن نه چئو ته تون

مُؤْمِنًا ۚ تَبْتَغُوْنَ عَرَضَ الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا ۫ فَعِنْدَ اللّٰهِ مَغَانِمُ

مسلمان نه آهين ف۲۵۸ توهان دنيا جي زندگي جو سامان چاهيو ٿا الله وٽ ته ڪثرت سان

كَثِيْرَةٌ ؕ كَذٰلِكَ كُنْتُمْ مِّنْ قَبْلُ فَمَنَّ اللّٰهُ عَلَيْكُمْ فَتَبَيَّنُوْا ؕ

غنيمتون آهن، پهريائين توهان به ايئن هئا ف۲۵۹ پوءِ الله توهان تي احسان ڪيو ف۲۶۰ تنهن ڪري

اِنَّ اللّٰهَ كَانَ بِمَا تَعْمَلُوْنَ خَبِيْرًا ﴿۹۴﴾ لَا يَسْتَوِى الْقٰعِدُوْنَ مِنَ

توهان تي ضروري آهي ته تحقيق ڪريو ف۲۶۱ بيشڪ الله کي توهان جي عملن جي خبر آهي. برابر نه آهن اهي مسلمان

الْمُؤْمِنِيْنَ غَيْرُ اُولِى الضَّرَرِ وَالْمُجٰهِدُوْنَ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ

جو بنا عذر جي جهاد کان ويهي رهن ۽ اهي جو خدا جي راهه ۾ پنهنجي مالن ۽ جانين

بِاَمْوَالِهِمْ وَاَنْفُسِهِمْ ؕ فَضَّلَ اللّٰهُ الْمُجٰهِدِيْنَ بِاَمْوَالِهِمْ وَ

سان جهاد ڪندا آهن ف۲۶۲ ۽ الله فضيلت ڏني ڪيترا درجا پنهنجي مال ۽ جان سان جهاد ڪندڙن کي

اَنْفُسِهِمْ عَلَى الْقٰعِدِيْنَ دَرَجَةً ؕ وَكُلًّا وَّعَدَ اللّٰهُ الْحُسْنٰى ؕ وَ

ويٺلن تي ف۲۶۳ ۽ الله سڀني سان ڀلائي جو واعدو فرمايو ف۲۶۴ ۽ الله

فَضَّلَ اللّٰهُ الْمُجٰهِدِيْنَ عَلَى الْقٰعِدِيْنَ اَجْرًا عَظِيْمًا ﴿۹۵﴾ دَرَجٰتٍ

جهاد وارن کي ف۲۶۵ رهجي ويندڙن تي وڏي ثواب سان فضيلت ڏني آهي. ان جي طرف کان

مِّنْهُ وَمَغْفِرَةً وَّرَحْمَةً ؕ وَكَانَ اللّٰهُ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا ﴿۹۶﴾ ع اِنَّ الَّذِيْنَ

درجا ۽ بخشش ۽ رحمت ف۲۶۶ ۽ الله بخشڻهار مهربان آهي. اهي ماڻهو جن

ع ۱۳ ۵ ۱۰

منزل ۱

ف۲۵۷ مسلمان کي ڄاڻي واڻي قتل ڪرڻ سخت گناهه آهي ۽ تمام سخت ڪبيرو گناهه آهي. حديث شريف ۾ آهي ته دنيا جو هلاڪ ٿيڻ الله وٽ هڪ مسلمان جي قتل ٿيڻ کان هلڪو آهي. پوءِ اهو قتل جيڪڏهن ايمان جي دشمنيءَ کان هجي يا قاتل ان کي حلال ڄاڻيندو هجي ته پوءِ اهو ڪفر آهي.

فائدو:- خلود، گهڻي وقت جي معنيٰ ۾ به استعمال ٿئي ٿو ۽ قاتل جيڪڏهن صرف دنيوي دشمنيءَ کان مسلمان کي قتل ڪري ۽ ان جي قتل کي مباح نه ڄاڻي، ته ڏهن به ان جي جزا گهڻي وقت لاءِ جهنم آهي. فائدو:- خلود جو لفظ طويل مدت جي معنيٰ ۾ هوندو آهي ته پوءِ قرآن ڪريم ۾ ان سان گڏ لفظ ابد ذڪر ٿيندو آهي ۽ ڪافرن جي حق ۾ خلود هميشگيءَ جي معنيٰ ۾ آيو آهي ته ان سان گڏ ابد به ذڪر فرمايو ويو آهي. شان نزول:- هيءَ آيت مقيس بن خبابه جي حق ۾ نازل ٿي. ان جو ڀاءُ بني نجار قبيلي ۾ قتل ٿيل لڌو ويو هو ۽ قاتل معلوم نه هو. بني نجار، نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي حڪم مبارڪ سان چٽي ڀري ڏني. ان کان پوءِ مقيس شيطان جي ورغلا سان هڪ مسلمان کي بي خبريءَ ۾ قتل ڪري ڇڏيو ۽ چٽيءَ جو اُٺ ڀري مڪي شريف ويو ۽ مرتد ٿي ويو. اهو اسلام ۾ پهريون شخص آهي، جيڪو مرتد ٿيو.

ف۲۵۸ يا جنهن ۾ اسلام جي علامت ۽ نشاني لهو، ان کان هٿ روڪيو ۽ جيستائين ان جو ڪفر ثابت نه ٿئي، اُن تي هٿ نه کڻو. ابوداؤد ۽ ترمذيءَ جي حديث ۾ آهي ته سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن جڏهن ڪو لشڪر روانو فرمائيندا هئا ته حڪم ڏيندا هئا ته جيڪڏهن توهان مسجد ڏسو يا آذان ٻڌو ته قتل نه ڪجو. مسئلو:- گهڻن فقيهن فرمايو ته جيڪڏهن يهودي يا نصراني هي چوي ته مان مؤمن آهيان ته ان کي مؤمن نه مڃيو ويندو، ڇو ته اهو پنهنجي عقيدي کي ايمان چئي ٿو ۽ جيڪڏهن لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ چوي، تڏهن به ان جي مسلمان هجڻ جو حڪم نه ڪيو ويندو، جيستائين اهو پنهنجي دين کان بيزاريءَ جو اظهار ۽ ان جي باطل هجڻ جو اعتراف نه ڪري. ان مان معلوم ٿيو ته جيڪو شخص ڪنهن ڪفر ۾ مبتلا هجي، ان جي لاءِ ان ڪفر کان بيزاري ۽ ان کي ڪفر ڄاڻڻ ضروري آهي.

ف۲۵۹ يعني جڏهن توهان اسلام ۾ داخل ٿيا هيؤ ته توهان جي زبان مان شهادت جو ڪلمو ٻڌي توهان جي جان ۽ مال محفوظ ڪيو ويو هو ۽ توهان جو اظهار بي اعتبار قرار نه ڏنو ويو هو. اهڙي ئي اسلام ۾ داخل ٿيڻ وارن سان توهان کي سلوڪ ڪرڻ گهرجي. شان نزول:- هيءَ آيت مرداس بن نهيڪ جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪو اهلِ فدڪ مان هو ۽ ان کان سواءِ ان جي قوم جي ٻي ڪنهن شخص اسلام نه آندو هو. ان قوم کي خبر ملي ته اسلام جو لشڪر انهن ڏانهن اچي رهيو آهي ته قوم جا سمورا ماڻهو ڀڄي ويا فقط مرداس رهي پيو. جڏهن هن پري کان لشڪر کي ڏٺو ته هن خيال سان ته متان ڪا غير مسلم جماعت هجي، سو پنهنجي ٻڪرين کي ڪاهي پهاڙ جي چوٽيءَ تي وٺي ويو. جڏهن لشڪر ويجهو آيو ۽ ان الله اڪبر جي نعرن جا آواز ٻڌا ته پاڻ به تڪبير پڙهندي لهي آيو ۽ چوڻ لڳو لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ، السلام عليڪم. مسلمانن خيال ڪيو ته اهلِ فدڪ ته سڀ ڪافر آهن، هيءُ شخص مغالطي ڏيڻ جي لاءِ ايمان جو اظهار ڪري ٿو. ان خيال سان اسامه بن زيد ان کي قتل ڪري ڇڏيو ۽ ٻڪريون ڪاهي آيو. جڏهن سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن جي حضور ۾ آيو ته سموري حقيقت عرض ڪيائين. حضور جن نهايت رنج ٿيا ۽ فرمايائون ته تو ان جي سامان جي سبب اُن کي قتل ڪري ڇڏيو. اُن تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن اسامه کي حڪم فرمايو ته مقتول جون ٻڪريون ان جي مالڪن کي واپس ڪر. ف۲۶۰ جو توهان کي اسلام تي استقامت بخشيائين ۽ توهان جو مؤمن هجڻ مشهور ڪيائين. ف۲۶۱ ته توهان جي هٿان ڪو ايماندار قتل نه ٿئي. ف۲۶۲ هن آيت ۾ جهاد جي ترغيب آهي ته ويهي رهڻ ۽ جهاد ڪرڻ وارا برابر نه آهن، مجاهدن جي لاءِ وڏا درجا ۽ ثواب آهن ۽ هي به مسئلو ثابت ٿئي ٿو ته جيڪي ماڻهو بيماري ۽ پيري ۽ ڪمزوريءَ يا نابينائي يا هٿن پيرن کان معذور هجڻ سبب جهاد ۾ حاضر نه ٿين، سي فضيلت کان محروم نه ڪيا ويندا، بشرطيڪ نيت صالح رکندا هجن. بخاري جي حديث ۾ آهي ته سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن تبوڪ جي جنگ کان واپسيءَ جي وقت فرمايو ته ڪجهه ماڻهو مديني ۾ رهجي ويا آهن، اسان ڪنهن گهاٽي يا آباديءَ ۾ نه ٿا هلون مگر اهي اسان سان گڏ هوندا آهن. انهن کي عذر روڪي ڇڏيو آهي. ف۲۶۳ جيڪي عذر سبب جهاد ۾ شريڪ نه ٿي سگهيا، جيتوڻيڪ اُهي نيت جو ثواب لهندا ليڪن جهاد ڪرڻ وارن کي عمل جي فضيلت ان کان زياده آهي. ف۲۶۴ جهاد ڪرڻ وارا هجن يا عذر سبب رهجي وڃڻ وارا. ف۲۶۵ بغير عذر جي. ف۲۶۶ حديث شريف ۾ آهي ته الله تعاليٰ مجاهدن لاءِ جنت ۾ سؤ درجا مهيا فرمايا، هر ٻن درجن ۾ ايترو مفاصلو آهي، جيترو آسمان ۽ زمين ۾.

تَوَفّٰىهُمُ الْمَلٰٓئِكَةُ ظَالِمِيْٓ اَنْفُسِهِمْ قَالُوْا فِيْمَ كُنْتُمْ ؕ قَالُوْا كُنَّا

جو ساهه ملائڪ ڪيندا آهن هن حال ۾ جو اهي پنهنجي پاڻ تي ظلم ڪري رهيا هئا، ملائڪ انهن کي چون ته

مُسْتَضْعَفِيْنَ فِى الْاَرْضِ ؕ قَالُوْٓا اَلَمْ تَكُنْ اَرْضُ اللّٰهِ وَاسِعَةً

توهان ڪهڙي حال ۾ هيئو، چون ته اسان زمين ۾ ڪمزور هئاسي ٢٦٧ چون ته ڇا الله جي زمين ڪشادي نه هئي جو توهان

فَتُهَاجِرُوْا فِيْهَا ؕ فَاُولٰٓئِكَ مَاْوٰىهُمْ جَهَنَّمُ ؕ وَسَآءَتْ مَصِيْرًا ﴿۹۷﴾ اِلَّا

ان ۾ هجرت ڪريو ها، اهڙن جو ٺڪاڻو جهنم آهي ۽ ڏاڍي خراب جاءِ آهي موٽڻ جي. ٢٦٨ مگر

الْمُسْتَضْعَفِيْنَ مِنَ الرِّجَالِ وَالنِّسَآءِ وَالْوِلْدَانِ لَا يَسْتَطِيْعُوْنَ

اهي جيڪي دٻايا ويا مرد ۽ عورتون ۽ ٻار جن کي ڪو به حيلو نظر نه اچي ٢٦٩

حِيْلَةً وَّلَا يَهْتَدُوْنَ سَبِيْلًا ﴿۹۸﴾ فَاُولٰٓئِكَ عَسَى اللّٰهُ اَنْ يَّعْفُوَ

۽ نه ئي ڪا راهه لهي سگهن، ته ويجهو آهي الله اهڙن کي معاف فرمائي ٢٧٠

عَنْهُمْ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ عَفُوًّا غَفُوْرًا ﴿۹۹﴾ وَمَنْ يُّهَاجِرْ فِىْ سَبِيْلِ اللّٰهِ

۽ الله معاف فرمائيندڙ بخشيندڙ آهي. ۽ جيڪو خدا جي واٽ ۾ گهر ٻار ڇڏي نڪرندو

يَجِدْ فِى الْاَرْضِ مُرٰغَمًا كَثِيْرًا وَّسَعَةً ؕ وَمَنْ يَّخْرُجْ مِنْۢ بَيْتِهٖ

اهو زمين ۾ گهڻي جاءِ ۽ گنجائش ڏسندو، ۽ جيڪو پنهنجي گهران نڪتو ٢٧١

مُهَاجِرًا اِلَى اللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ ثُمَّ يُدْرِكْهُ الْمَوْتُ فَقَدْ وَقَعَ اَجْرُهٗ عَلَى

الله ۽ سندس رسول جي طرف هجرت ڪندي پوءِ ان کي موت اچي ويو ته ان جو ثواب الله

اللّٰهِ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا ﴿۱۰۰﴾ وَاِذَا ضَرَبْتُمْ فِى الْاَرْضِ

جي ذمي تي ويو ٢٧٢ ۽ الله بخشڻهار مهربان آهي. ۽ جڏهن توهان زمين ۾ سفر ڪيو

فَلَيْسَ عَلَيْكُمْ جُنَاحٌ اَنْ تَقْصُرُوْا مِنَ الصَّلٰوةِ ۖ اِنْ خِفْتُمْ اَنْ

ته توهان تي ڪو گناهه نه آهي جو ڪي نمازون قصر ڪري پڙهو ٢٧٣ جيڪڏهن توهان کي

يَّفْتِنَكُمُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا ؕ اِنَّ الْكٰفِرِيْنَ كَانُوْا لَكُمْ عَدُوًّا مُّبِيْنًا ﴿۱۰۱﴾

خوف هجي ته ڪافر توهان کي تڪليف ڏيندا ٢٧٤ بيشڪ ڪافر توهان جا کليل دشمن آهن.

وَاِذَا كُنْتَ فِيْهِمْ فَاَقَمْتَ لَهُمُ الصَّلٰوةَ فَلْتَقُمْ طَآئِفَةٌ مِّنْهُمْ

۽ اي محبوب! جڏهن تون انهن ۾ تشريف فرما هجين ٢٧٥ ته پوءِ نماز ۾ انهن جي امامت ڪرين ٢٧٦ گهرجي ته انهن مان

٢٦٧ شان نزول:- هيءَ آيت انهن ماڻهن جي حق ۾ نازل ٿي جن اسلام جو ڪلمو زبان سان ته ادا ڪيو، مگر جنهن زماني ۾ هجرت فرض هئي، ان وقت هجرت نه ڪئي ۽ جڏهن مشرڪ جنگ بدر ۾ مسلمانن جي مقابلي لاءِ ويا ته اهي ماڻهو مشرڪن سان گڏ رهيا ۽ انهن سان گڏ مارجي ويا. انهن لاءِ هن آيت ۾ ٻڌايو ويو ته فرض هجرت ڇڏڻ ۽ ڪافرن سان گڏ رهڻ، پنهنجي جان تي ظلم ڪرڻ آهي. ٢٦٨ مسئلو:- هيءَ آيت دلالت ڪري ٿي ته جيڪو شخص ڪنهن شهر ۾ پنهنجي دين تي قائم نه ٿو رهي سگهي ۽ هي ڄاڻي ته ٻيءَ جاءِ تي وڃڻ سان پنهنجا ديني فرض ادا ڪري سگهندو، تنهن تي هجرت واجب ٿي وڃي ٿي. حديث ۾ آهي ته جيڪو شخص پنهنجي دين جي حفاظت لاءِ هڪ جاءِ کان ٻيءَ جاءِ ڏانهن منتقل ٿيو، توڙي هڪ گراڻ ئي ڇو نه هجي، ان لاءِ جنت واجب ٿي ۽ ان کي حضرت ابراهيم ۽ سيد عالم صلى الله عليهما السلام جن جي دوستي حاصل ٿيندي.

٢٦٩ ڪفر جي زمين کان نڪرڻ ۽ هجرت ڪرڻ جي. ٢٧٠ جو اهو ڪريم آهي ۽ ڪريم جيڪا اُميد ڏياريندو آهي سا پوري ڪندو آهي ۽ يقيناً معاف فرمائيندو آهي. ٢٧١ شان نزول:- هن کان پهرين آيت جڏهن نازل ٿي ته جندع بن ضمرة الليثي ان کي ٻڌو. اهو تمام پوڙهو شخص هو، چوڻ لڳو ته مان مستثنىٰ ماڻهن ۾ نه آهيان، ڇو ته مون وٽ ايترو مال آهي جو مان ان سان مديني طيبه هجرت ڪري پهچي سگهان ٿو. خدا جو قسم! مڪي مڪرم ۾ هاڻي هڪ رات به نه رهندس، مون کي وٺي هلو. جڏهن ان کي کٽ تي کڻي هليا ته مقامِ نعيم ۾ پهچڻ سان ان جو انتقال ٿي ويو. آخري وقت ان پنهنجو سڄو هٿ کٻي هٿ تي رکي چيو ته يارب! هي تنهنجو ۽ هو تنهنجي رسول جو، مان ان تي بيعت ڪريان ٿو، جنهن تي تنهنجي رسول بيعت ڪئي. اها خبر ٻڌي صحابه ڪرام فرمايو: ڪاش! اهو سگهو مديني پهچي ها ته ان جو اجر ڪيترو وڏو هجي ها، تنهن تي مشرڪ کليا ۽ چوڻ لڳا ته جنهن مطلب لاءِ نڪتو، سو پورو نه ٿيس. تنهن تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي. ٢٧٢ ان جي واعدي ۽ ان جي فضل و ڪرم سان، ڇو ته حقدار هجڻ جي طريقي سان ڪا شيءِ ان تي واجب نه آهي، ان جو شان ان کان اعلىٰ آهي. مسئلو:- جيڪو نيڪيءَ جو ارادو ڪري ان کي پوري ڪرڻ کان عاجز ٿي وڃي، اهو ان طاعت جو ثواب لهندو. مسئلو:- علم جي طلب، جهاد، حج، زيارت، طاعت، زهد، قناعت ۽ حلال رزق جي طلب جي لاءِ وطن جو ڇڏڻ، خدا ۽ رسول جي طرف هجرت ڪرڻ آهي.

ع ١٤
١١



ان راهه ۾ مرڻ وارو اجر لهندو. ٢٧٣ يعني چئن رڪعتن واري ۾ ٻه رڪعتون. ٢٧٤ مسئلو:- ڪافرن جو خوف قصر جي لاءِ شرط نه آهي. حديث: يعلي بن اميه، حضرت عمر رضي الله عنه کي چيو ته اسان ته امن ۾ آهيون، پوءِ اسين ڇو قصر ڪريون ٿا؟ فرمايائين ته ان جو مون کي به تعجب ٿيو هو. آءُ سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن کان دريافت ڪيو. حضور جن فرمايو ته توهان جي لاءِ اهو الله جي طرفان صدقو آهي. توهان اُن جو صدقو قبول ڪريو. هن مان هيءُ مسئلو معلوم ٿئي ٿو ته سفر ۾ چئن رڪعتن واريءَ نماز کي پورو پڙهڻ جائز نه آهي، ڇو ته جيڪي شيون ملڪيت جي قابل نه آهن، اُنهن جو صدقو صرف اسقاط آهي، رد جو احتمال نه ٿو رکي. آيت جي نزول جي وقت سفر انديشي کان خالي نه هوندا هئا، ان ڪري آيت ۾ ان جو ذڪر حال جو بيان آهي، قصر جو شرط نه آهي. حضرت عبدالله بن عمر جي قرأت به ان جو دليل آهي، جنهن ۾ اَنْ يَّفْتِنَكُمْ بغير اِنْ خِفْتُمْ جي آهي. صحابه جو به اهو ئي عمل هو ته امن جي سفرن ۾ به قصر ڪندا هئا جيئن متئين حديث مان ثابت ٿئي ٿو ۽ ٻين حديثن مان به هي ثابت آهي ته پورين چئن رڪعتن پڙهڻ ۾ الله تعالىٰ جي صدقي جو رد ڪرڻ لازم اچي ٿو، انهيءَ ڪري قصر ضروري آهي. سفر جي مدت: مسئلو:- جنهن سفر ۾ قصر ڪيو وڃي ٿو، ان جي گهٽ مدت ٽن راتين ۽ ڏينهن جي مسافري آهي، جيڪا اُٺ يا پيادل جي وچولي رفتار سان طئي ڪئي وڃي ٿي ۽ ان جو مقدار خشڪي، دريا ۽ پهاڙن ۾ مختلف ٿي وڃي ٿو، جيڪو مفاصلو وچولي رفتار سان هلڻ وارا ٽن ڏينهن ۾ طئي ڪندا هجن، اُن جي سفر ۾ قصر ٿيندو. مسئلو:- مسافر جي تڪڙ ۽ دير جو اعتبار نه آهي، توڙي اهو ٽن ڏينهن جو مفاصلو ٽن ڪلاڪن ۾ طئي ڪري، تڏهن به قصر ٿيندو ۽ جيڪڏهن هڪ ڏينهن جو مفاصلو ٽن ڏينهن کان زياده ۾ طئي ڪري ته قصر نه ٿيندو، غرض مفاصلي جو اعتبار آهي. ٢٧٥ يعني پنهنجي صحابه ۾. ٢٧٦ هن ۾ نمازِ خوف جي جماعت جو بيان آهي. شان نزول:- جهاد ۾ جڏهن رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کي مشرڪن ڏٺو ته پاڻ سڪورن سيني صحابه ڪرام سان گڏ ظهر جي نماز جماعت سان ادا فرمائي ته اُنهن کي افسوس ٿيو ته انهن ان وقت حملو ڇو نه ڪيو ۽ پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي چوڻ لڳا ته ڪهڙو نه سٺو موقعو هو، اُنهن مان ڪن چيو ته ان کان پوءِ هڪ ٻي نماز آهي جيڪا مسلمانن کي پنهنجي ماءُ پيءُ کان وڌيڪ پياري آهي، يعني عصر جي نماز، جڏهن مسلمان ان نماز لاءِ گڏ ٿين ته پوءِ پوريءَ طاقت سان حملو ڪري اُنهن کي

مَّعَكَ وَلْيَاْخُذُوْٓا اَسْلِحَتَهُمْ فَاِذَا سَجَدُوْا فَلْيَكُوْنُوْا مِنْ وَّرَآىِٕكُمْ

هڪ ٽولو توسان گڏ ھجي ۽ پنھنجا ھٿيار کنيو رھن ف٢٧٨ پوءِ جڏھن اھي سجدو ڪري وٺن ف٢٧٩ ھُتي تو کان پٺتي ٿي وڃن

وَلْتَاْتِ طَآىِٕفَةٌ اُخْرٰى لَمْ يُصَلُّوْا فَلْيُصَلُّوْا مَعَكَ وَلْيَاْخُذُوْا

ف٢٨٠ ۽ پوءِ ٻي جماعت اچي جيڪا ھن وقت تائين نماز ۾ شريڪ نہ ھئي ف٢٨١ ھاڻي اھي تنھنجا مقتدي ٿين ۽ انھن

حِذْرَهُمْ وَاَسْلِحَتَهُمْ وَدَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لَوْ تَغْفُلُوْنَ عَنْ اَسْلِحَتِكُمْ

کي گھرجي تہ پنھنجي پناھ ۽ ھٿيار پاڻ سان کنيو رھن ف٢٨٢ ڪافرن جي تمنا آھي تہ ڪنھن طرح توھان پنھنجي

وَاَمْتِعَتِكُمْ فَيَمِيْلُوْنَ عَلَيْكُمْ مَّيْلَةً وَّاحِدَةً وَلَا جُنَاحَ عَلَيْكُمْ

ھٿيارن ۽ سامان کان غافل ٿي وڃو تہ ھڪ ئي ڀيري توھان تي ٽٽي پون ف٢٨٣ ۽

اِنْ كَانَ بِكُمْ اَذًى مِّنْ مَّطَرٍ اَوْ كُنْتُمْ مَّرْضٰٓى اَنْ تَضَعُوْٓا

توھان تي ڪو حرج نہ آھي جيڪڏھن برسات سبب توھان کي ڪا تڪليف ٿي پوي يا توھان بيمار آھيو

اَسْلِحَتَكُمْ وَخُذُوْا حِذْرَكُمْ اِنَّ اللّٰهَ اَعَدَّ لِلْكٰفِرِيْنَ عَذَابًا

پوءِ پنھنجا ھٿيار کولي رکو ۽ پنھنجي پناھ ھوشياري سان باقي رکو ف٢٨٤ بيشڪ الله ڪافرن جي لاءِ خواري

مُّهِيْنًا ﴿١٠٢﴾ فَاِذَا قَضَيْتُمُ الصَّلٰوةَ فَاذْكُرُوا اللّٰهَ قِيٰمًا وَّقُعُوْدًا وَّ

جو عذاب تيار ڪيو آھي. پوءِ جڏھن توھان نماز ادا ڪري چُڪا تہ الله کي ياد ڪريو بيٺي ۽ ويٺي

عَلٰى جُنُوْبِكُمْ فَاِذَا اطْمَاْنَنْتُمْ فَاَقِيْمُوا الصَّلٰوةَ اِنَّ الصَّلٰوةَ

۽ پاسي ڀر ليٽندي ف٢٨٥ پوءِ جڏھن مطمئن ٿي وڃو تہ دستور موجب نماز قائم رکو، بيشڪ نماز

كَانَتْ عَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ كِتٰبًا مَّوْقُوْتًا ﴿١٠٣﴾ وَلَا تَهِنُوْا فِي ابْتِغَآءِ

مسلمانن تي وقت مقرر ڪيل فرض آھي. ف٢٨٦ ۽ ڪافرن جي تلاش ۾ سستي نہ ڪريو

الْقَوْمِ اِنْ تَكُوْنُوْا تَاْلَمُوْنَ فَاِنَّهُمْ يَاْلَمُوْنَ كَمَا تَاْلَمُوْنَ وَتَرْجُوْنَ

جيڪڏھن توھان کي تڪليف پھچي ٿي تہ انھن کي بہ توھان وانگر تڪليف پھچي ٿي پر توھان الله کان اھا اميد

مِنَ اللّٰهِ مَا لَا يَرْجُوْنَ وَكَانَ اللّٰهُ عَلِيْمًا حَكِيْمًا ﴿١٠٤﴾ اِنَّآ اَنْزَلْنَآ اِلَيْكَ

رکو ٿا جيڪا اھي نہ ٿا رکن ۽ الله ڄاڻندڙ حڪمت وارو آھي. ف٢٨٧ اي محبوب! بيشڪ اسان تنھنجي طرف

الْكِتٰبَ بِالْحَقِّ لِتَحْكُمَ بَيْنَ النَّاسِ بِمَآ اَرٰىكَ اللّٰهُ وَلَا تَكُنْ

سچو ڪتاب نازل ڪيو، جيئن تون ماڻھن ۾ فيصلو ڪرين ف٢٨٨ جيئن الله توکي ڏيکاريو ف٢٨٩ ۽ تون دغا

ع ١٥ ‏ ١٢

قتل ڪري ڇڏيو. اُن وقت حضرت جبرئيل نازل ٿيو ۽ ان سيّد عالم صلى الله عليه وسلم کي عرض ڪيو تہ يا رسول الله! ھيءَ خوف جي نماز آھي ۽ الله عزوجل فرمائي ٿو وَاِذَا كُنْتَ فِيْهِمْ آيت.

ف٢٧٧ يعني حاضرين کي ٻن جماعتن ۾ تقسيم ڪيو وڃي، اُن مان ھڪ توھان سان گڏ رھي، توھان اُنھن کي نماز پڙھايو ۽ ھڪ جماعت دشمن جي مقابلي ۾ قائم رھي. ف٢٧٨ يعني جيڪي ماڻھو دشمن جي مقابلي ۾ ھجن ۽ حضرت ابن عباس رضي الله تعالى عنھما کان روايت آھي تہ جيڪڏھن جماعت جا نمازي مراد ھجن تہ اھي ماڻھو اھڙا ھٿيار رکي ڇڏن، جن سان نماز ۾ خلل نہ ٿئي. جيئن تلوار ۽ خنجر وغيره. ڪن مفسرن جو قول آھي تہ ھٿيار گڏ رکڻ ٻنھي ٽولن لاءِ حڪم آھي ۽ اھو احتياط جي ويجھو آھي. ف٢٧٩ يعني ٻئي سجدا ڪري رڪعت پوري ڪري وٺن. ف٢٨٠ تہ جيئن دشمن جي مقابلي ۾ بيھي سگھي. ف٢٨١ ۽ اڃا تائين دشمن جي مقابلي ۾ ھئي. ف٢٨٢ پناھ مان زرھ وغيره جھڙيون شيون مراد آھن، جن سان دشمن جي حملي کان بچي سگھجي، انھن جو گڏ رکڻ بھرحال واجب آھي، جيئن تہ ويجھوئي ارشاد ٿيندو وَخُذُوْا حِذْرَكُمْ ۽ ھٿيار گڏ رکڻ مستحب آھي: نماز خوف: جو مختصر طريقو ھي آھي تہ پھرين جماعت امام سان گڏ ھڪ رڪعت پوري ڪري دشمن جي سامھون وڃي ۽ ٻي جماعت، جيڪا دشمن جي سامھون بيٺل ھئي اھا اچي امام سان گڏ ٻي رڪعت پڙھي، پوءِ صرف امام سلام واري ۽ پھرين جماعت اچي ٻي رڪعت قرأت کان سواءِ پڙھي ۽ سلام ورائي ۽ دشمن جي مقابلي ۾ ھلي وڃي پوءِ ٻي جماعت اچي باقي رھيل رڪعت قرأت سان پوري ڪري سلام ورائي چو تہ اھي ماڻھو مسبوق آھن ۽ پھريان لاحق. حضرت ابن مسعود رضى الله عنه کان سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جو اھڙي طرح نمازِ خوف ادا فرمائڻ روايت ٿيل آھي. حضور جن کان پوءِ بہ نمازِ خوف صحابہ پڙھندا رھيا آھن. خوف جي حالت ۾ دشمن جي مقابلي ۾ اھڙي بندوبست سان نماز ادا ڪرڻ مان معلوم ٿئي ٿو تہ جماعت ڪيتري قدر ضروري آھي.

مسئلو:- سفر جي حالت ۾ جيڪڏھن خوف جي صورت پيش اچي تہ ان جو اھو بيان ٿيو. پر جيڪڏھن مقيم کي اھڙي حالت پيش اچي تہ اھو چئن رڪعتن وارين نمازن ۾ ھر ھڪ جماعت کي ٻہ ٻہ رڪعتون پڙھائي ۽ ٽن رڪعتن واري نماز ۾ پھرين جماعت کي ٻہ رڪعتون ۽ ٻيءَ جماعت کي ھڪ. ف٢٨٣ شان نزول:- نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جڏھن غزوه ذات الرقاع کان فارغ ٿيا ۽ دشمن جي گھڻن ماڻھن کي گرفتار ڪيا ويون ۽



غنيمت جا مال ھٿ آيا ۽ ڪو دشمن سامھون نہ رھيو تہ حضور صلى الله عليه وسلم جن قضاء حاجت جي لاءِ جھنگ ۾ اڪيلا تشريف وٺي ويا تہ دشمن جي جماعت مان حويرث بن حارث محاربي اھا خبر معلوم ڪري تلوار کڻي لڪندو لڪندو پھاڙ کان لٿو ۽ اوچتو حضور جن وٽ پھتو ۽ تلوار ڪڍي چوڻ لڳو اي محمّد! (صلى الله عليه وسلم) ھاڻي توھان کي مون کان ڪير بچائيندو؟ حضور جن فرمايو الله تعالىٰ ۽ دعا فرمائي. جڏھن ھن حضور جن تي تلوار ھلائڻ جارادو ڪيو تہ ھن اوندي مُنھن ڪري پيو ۽ تلوار ھٿ مان ڇڏائجي ويس. حضور جن اھا تلوار کڻي فرمايو تہ ھاڻي توکي مون کان ڪير بچائيندو؟ چوڻ لڳو مون کي بچائڻوارو ڪو بہ نہ آھي. پاڻ فرمايائون اَشْهَدُ اَنْ لَّآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَاَشْهَدُ اَنَّ مُحَمَّدًا رَّسُوْلُ اللّٰهِ پڙھ تہ تنھنجي تلوار توکي ڏيئي ڇڏيندس. ڪافر اُن کان انڪار ڪيو ۽ چيو تہ ھي شاھدي ڏيان ٿو تہ مان ڪڏھن بہ توھان سان وڙھندس ۽ پوري حياتي ۾ توھان جي ڪنھن دشمن جي مدد نہ ڪندس. پاڻ ان کي تلوار واپس ڏنائون، چوڻ لڳو يا محمّد! توھان مون کان گھڻو بھتر آھيو فرمايائون ھائو اسان لاءِ اھوئي لائق آھي. ان تي ھيءَ آيت نازل ٿي ۽ ھٿيار بچاءُ لاءِ ساڻ رکڻ جو حڪم ڏنو ويو (احمدي). ف٢٨٤ تہ اُن جو ساڻ رکڻ ھميشہ ضروري آھي. شان نزول:- ابن عباس رضى الله تعالى عنھما فرمايو تہ عبد الرحمان بن عوف زخمي ھو ۽ ان وقت ان لاءِ ھٿيار کڻڻ گھڻي تڪليف ۽ بار جو سبب ھو. اُن جي حق ۾ ھيءَ آيت سگوري نازل ٿي ۽ عذر جي حالت ۾ ھٿيار کولي رکڻ جي اجازت ڏني وئي ف٢٨٥ يعني ذڪر الاھيءَ جي ھر حال ۾ ھميشگي ڪريو ۽ ڪنھن بہ حال ۾ ان جي ذڪر کان غافل نہ رھو. حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنھما فرمايو تہ الله تعالىٰ ھر فرض جي ھڪ حد مقرر فرمائي سواءِ ذڪر جي، ان جي ڪا حد نہ رکيائين، فرمايائين ذڪر ڪريو اُٿندي ويھندي، پاسي ڀر ليٽندي، رات ھجي يا ڏينھن، خشڪيءَ ھجي يا پاڻيءَ، سفر ۾، حضر ۾، شاھوڪاريءَ ۾، فقيريءَ ۾، تندرستيءَ ۾، بيماريءَ ۾، لڪ ۾ ۽ ظاھر ۾. مسئلو:- ھن مان نمازن کان پوءِ بغير فرق جي توحيد جي ڪلمي پڙھڻ تي استدلال ڪري سگھجي ٿو، جيئن تہ مشائخ جي عادت آھي ۽ صحيح حديثن مان ثابت آھي. مسئلو:- ذڪر ۾ تسبيح، حمد، تھليل، تڪبير، ثناءِ دُعا سڀ داخل آھن ف٢٨٦ پوءِ لازم آھي تہ ان جي وقتن جي رعايت ڪئي وڃي. ف٢٨٧ شان نزول:- اُحد جي جنگ کان جڏھن ابوسفيان ۽ ان جا ساٿي واپس ٿيا تہ رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن؛ جيڪي صحابہ اُحد ۾ حاضر ٿيا ھئا، تن کي مُشرڪن جي پيڇي ڪرڻ جو حڪم فرمايو. صحابہ زخمي ھئا، اُنھن پنھنجن زخمن جي شڪايت ڪئي. اُن تي ھيءَ آيت

لِّلْخَآئِنِيْنَ خَصِيْمًا ﴿١٠٥﴾ وَّ اسْتَغْفِرِ اللّٰهَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ غَفُوْرًا

وارن جي طرفان جهيڙو نه ڪر. ۽ الله کان معافي گهُر بيشڪ الله بخشڻهار مهربان

رَّحِيْمًا ﴿١٠٦﴾ ۚ وَلَا تُجَادِلْ عَنِ الَّذِيْنَ يَخْتَانُوْنَ اَنْفُسَهُمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ

آهي. ۽ نه انهن جي طرفان جهيڙو ڪر جيڪي پاڻ کي خيانت ۾ وجهن ٿا ف٢٩٠ بيشڪ الله کي

لَا يُحِبُّ مَنْ كَانَ خَوَّانًا اَثِيْمًا ﴿١٠٧﴾ ۚ يَّسْتَخْفُوْنَ مِنَ النَّاسِ

پسند نه آهي ڪو به وڏو دغاباز گنهگار. ماڻهن کان ته لڪن ٿا ف٢٩١ ۽

وَلَا يَسْتَخْفُوْنَ مِنَ اللّٰهِ وَ هُوَ مَعَهُمْ اِذْ يُبَيِّتُوْنَ مَا لَا يَرْضٰى

الله کان نه ٿا لڪن حالانڪ الله انهن وٽ آهي ف٢٩٢ جڏهن دل ۾ اها ڳالهه سوچيندا

مِنَ الْقَوْلِ ؕ وَ كَانَ اللّٰهُ بِمَا يَعْمَلُوْنَ مُحِيْطًا ﴿١٠٨﴾ هٰٓاَنْتُمْ

آهن جيڪا الله کي ناپسند آهي ف٢٩٣ ۽ الله انهن جي ڪمن کي گهيري ورکي ٿو. ٻڌو ته توهان جيڪي

هٰٓؤُلَآءِ جٰدَلْتُمْ عَنْهُمْ فِى الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا ۫ فَمَنْ يُّجَادِلُ اللّٰهَ

آهيو ف٢٩٤ دنيا جي زندگيءَ ۾ ته انهن جي پاران جهيڙو ڪيو. پر قيامت جي ڏينهن انهن جي

عَنْهُمْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ اَمْ مَّنْ يَّكُوْنُ عَلَيْهِمْ وَكِيْلًا ﴿١٠٩﴾ وَمَنْ يَّعْمَلْ

طرفان الله سان ڪير جهيڙو ڪندو يا ڪير انهن جو وڪيل ٿيندو. ۽ جيڪو ڪا به برائي

سُوْٓءًا اَوْ يَظْلِمْ نَفْسَهٗ ثُمَّ يَسْتَغْفِرِ اللّٰهَ يَجِدِ اللّٰهَ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا ﴿١١٠﴾

ڪري يا پاڻ تي ظلم ڪري پوءِ الله کان معافي گهري ته الله کي بخشڻهار مهربان لهندو

وَمَنْ يَّكْسِبْ اِثْمًا فَاِنَّمَا يَكْسِبُهٗ عَلٰى نَفْسِهٖ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ عَلِيْمًا

۽ جيڪو گناه ڪري ته ان جي گناه جو وبال سندس جان تي آهي ۽ الله علم ۽ حڪمت وارو

حَكِيْمًا ﴿١١١﴾ وَمَنْ يَّكْسِبْ خَطِيْٓئَةً اَوْ اِثْمًا ثُمَّ يَرْمِ بِهٖ بَرِيْٓــًٔا فَقَدِ

آهي ف٢٩٥. ۽ ڪو به خطا يا گناه ڪري ف٢٩٦ پوءِ ان کي ڪنهن بي گناه جي مٿي تي ٿڦي ڇڏي ته ضرور

احْتَمَلَ بُهْتَانًا وَّ اِثْمًا مُّبِيْنًا ﴿١١٢﴾ ع وَلَوْلَا فَضْلُ اللّٰهِ عَلَيْكَ وَرَحْمَتُهٗ

انهيءَ بهتان ۽ کليل گناه سِر تي کنيو. ۽ اي محبوب! جيڪڏهن توتي الله جو فضل ۽ رحمت نه هجي ها

لَهَمَّتْ طَّآئِفَةٌ مِّنْهُمْ اَنْ يُّضِلُّوْكَ ؕ وَمَا يُضِلُّوْنَ اِلَّآ اَنْفُسَهُمْ

ته ف٢٩٧ انهن مان ڪن ماڻهن اراد و ڪيو هو ته توکي ڏوکو ڏين ۽ اهي پنهنجي پاڻ کي ئي ڏوکو ڏين ٿا ف٢٩٨

منزل ١

ڪريمه نازل ٿي.

٢٨٨ شان نزول :- انصار جي قبيلي بني ظفر جي هڪ شخص طعمه بن اُبيرق پنهنجي پاڙيسريءَ قتاده بن نعمان جي زره چورائي ان جي ٻوريءَ ۾ وجهي زيد بن سمين يهوديءَ وٽ لڪائي. جڏهن زره جي تلاش ٿي ۽ طعمه تي شڪ ڪيو ويو ته هو انڪار ڪري ويو ۽ قسم کڻي ويو. اها ٻوري ڦاٽل هئي ته هن ڪري اُن مان اَٽو ڪِرندو ويو هو. اُن نشان سان ماڻهو اُن يهوديءَ وٽ پهتا ۽ ان وٽ ٻوري لڌي وئي. اُن يهوديءَ چيو ته اها ٻوري مون وٽ طعمه رکي وئي آهي، ۽ يهودين جي هڪ جماعت به اُن جي شاهدي ڏني ۽ طعمه جي قوم بني ظفر هيءَ ارادو ڪري ڇڏيو ته يهوديءَ کي چور چوندا اسين ۽ ان تي قسم کڻي ويندا اسين ته جيئن قوم خوار نه ٿئي ۽ اُنهن جي خواهش هئي ته رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن طعمه کي آزاد ڪري ڇڏين ۽ يهوديءَ کي سزا ڏين. اُنهيءَ ڪري اُنهن حضور جن جي سامهون طعمه جي موافق ۽ يهوديءَ جي خلاف ڪُوڙي شاهدي ڏني ۽ ان شاهديءَ تي ڪا جرح ڪا نه ٿي. اُن واقعي جي متعلق هيءَ آيت نازل ٿي (انهيءَ ئي واقعي جي باري ۾ گهڻيون روايتون آيون آهن ۽ انهن جا پاڻ ۾ اختلاف به آهن).

٢٨٩ ۽ علم عطا فرمائي. علم يقينيءَ کي ظهور جي قوت جي ڪري رؤيت سان تعبير فرمايو. حضرت عمر رضي الله عنه کان روايت ٿيل آهي ته هرگز ڪو نه چوي ته جيڪو الله مون کي ڏيکاريو، اُن تي مان فيصلو ڪيو ڇو ته الله تعالىٰ اهو خاص منصب پنهنجي نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کي عطا فرمايو، سندن راءِ سدائين درست هوندي آهي، ڇو ته الله تعالىٰ حقائق ۽ حوادث سندن نظر جي اڳيان ڪري ڇڏيا آهن ۽ ٻين ماڻهن جي راءِ گمان جو مرتبو رکي ٿي.

٢٩٠ معصيت جو ارتڪاب ڪري.

ع ١٦ ٨ ١٣

٢٩١ حياءُ نه ٿا ڪن.

٢٩٢ انهن جو حال ڄاڻي ٿو. اُن تي اُنهن جو ڪوڙ لڪي نه ٿو سگهي.

٢٩٣ جيئن طعمه جي طرفداريءَ ۾ ڪُوڙو قسم ۽ ڪُوڙي شاهدي. ٢٩٤ اي قومِ طعمه!. ٢٩٥ ڪنهن کي ٻئي جي گناه تي عذاب نه ٿو فرمائي. ٢٩٦ صغيرو يا ڪبيرو. ٢٩٧ توهان کي نبي ۽ معصوم ڪري ۽ رازن تي مطلع فرمائي.

٢٩٨ ڇو ته اُن جو وبال اُنهن تي آهي.

وَمَا يَضُرُّوْنَكَ مِنْ شَیْءٍؕ وَاَنْزَلَ اللّٰهُ عَلَيْكَ الْكِتٰبَ وَالْحِكْمَةَ

۽ تنهنجو ڪو نقصان نہ ڪندا ف٢٩٩ ۽ الله توتي ڪتاب ف٣٠٠ لاٿو ۽ حڪمت

وَعَلَّمَكَ مَا لَمْ تَكُنْ تَعْلَمُؕ وَكَانَ فَضْلُ اللّٰهِ عَلَيْكَ عَظِيْمًا ﴿۱۱۳﴾

۽ توکي سيکاريائين جو ڪجھ تون نہ ڄاڻندو هئين ف٣٠١ ۽ الله جو توتي وڏو فضل آهي. ف٣٠٢

لَا خَيْرَ فِیْ كَثِيْرٍ مِّنْ نَّجْوٰىهُمْ اِلَّا مَنْ اَمَرَ بِصَدَقَةٍ اَوْ مَعْرُوْفٍ

انهن جي اڪثر مشورن ۾ ڪا چڱائي ڪانهي ف٣٠٣ مگر جيڪو حڪم ڏي خيرات يا چڱي ڳالھ

اَوْ اِصْلَاحٍۭ بَيْنَ النَّاسِؕ وَمَنْ يَّفْعَلْ ذٰلِكَ ابْتِغَآءَ مَرْضَاتِ

يا ماڻهن ۾ صلح ڪرڻ جو ۽ جيڪو الله جي رضا حاصل ڪرڻ جي واسطي ايئن ڪري

اللّٰهِ فَسَوْفَ نُؤْتِيْهِ اَجْرًا عَظِيْمًا ﴿۱۱۴﴾ وَمَنْ يُّشَاقِقِ الرَّسُوْلَ مِنْۢ

ان کي عنقريب اسان وڏو ثواب عنايت ڪنداسي. ۽ جيڪو رسول جي خلاف ڪري پوءِ

بَعْدِ مَا تَبَيَّنَ لَهُ الْهُدٰى وَيَتَّبِعْ غَيْرَ سَبِيْلِ الْمُؤْمِنِيْنَ نُوَلِّهٖ

کان بعد جو ان تي حق جو رستو کُلي چڪو ۽ مسلمانن جي واٽ ڇڏي ٻي واٽ هلي، اسان ان

مَا تَوَلّٰى وَنُصْلِهٖ جَهَنَّمَؕ وَسَآءَتْ مَصِيْرًا ﴿۱۱۵﴾ع اِنَّ اللّٰهَ لَا يَغْفِرُ

کي سندس حال تي ڇڏي ڏينداسي ۽ ان کي دوزخ ۾ داخل ڪنداسين ۽ اها ڪهڙي نہ بري جاءِ آهي موٽڻ جي ف٣٠٤ بيشڪ الله معاف نہ فرمائيندو

اَنْ يُّشْرَكَ بِهٖ وَيَغْفِرُ مَا دُوْنَ ذٰلِكَ لِمَنْ يَّشَآءُؕ وَمَنْ يُّشْرِكْ

جو سندس شريڪ ناهيو وڃي ۽ ان کان گهٽ جنهن کي گهري معاف فرمائي ڇڏيندو آهي ف٣٠٥ ۽ جيڪو الله سان

بِاللّٰهِ فَقَدْ ضَلَّ ضَلٰلًاۢ بَعِيْدًا ﴿۱۱۶﴾ اِنْ يَّدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِهٖۤ

شريڪ ناهي اهو پري جي گمراهي ۾ پيو. هي شرڪ وارا الله کان سواءِ نہ ٿا پوڄن

اِلَّاۤ اِنٰثًاۚ وَاِنْ يَّدْعُوْنَ اِلَّا شَيْطٰنًا مَّرِيْدًا ﴿۱۱۷﴾ۙ لَّعَنَهُ اللّٰهُ ۘ وَقَالَ

مگر ڪن عورتن کي ف٣٠٦ نہ ٿا پوڄن مگر سرڪش شيطان کي. ف٣٠٧ جنهن تي الله لعنت ڪئي ۽ چيو

لَاَتَّخِذَنَّ مِنْ عِبَادِكَ نَصِيْبًا مَّفْرُوْضًا ﴿۱۱۸﴾ۙ وَّلَاُضِلَّنَّهُمْ

ف٣٠٨ تہ قسم آهي مان ضرور تنهنجي ٻانهن کان ڪجھ حصو وٺندس ف٣٠٩ قسم آهي مان انهن کي ضرور

وَلَاُمَنِّيَنَّهُمْ وَلَاٰمُرَنَّهُمْ فَلَيُبَتِّكُنَّ اٰذَانَ الْاَنْعَامِ وَلَاٰمُرَنَّهُمْ

گمراھ ڪندس ۽ ضرور انهن کي سڌون ڏياريندس ف٣١٠ ۽ ضرور کين چوندس تہ اهي چوپاين جا ڪن چيرين ف٣١١ ۽ ضرور چوندس

ع ٣ / ١٧ / ١٤

وقف لازم

منزل ١

ف٢٩٩ جو تہ الله تعاليٰ تو کي هميشہ جي لاءِ معصوم ڪيو آهي.

ف٣٠٠ يعني قرآن ڪريم.

ف٣٠١ دين جا اُمور، شريعت جا احڪام ۽ غيب جا علم.

مسئلو:- هن آيت مان ثابت ٿيو تہ الله تعاليٰ پنهنجي حبيب صلي الله عليه وسلم جن کي ساري ڪائنات جا علم عطا فرمايا ۽ ڪتاب ۽ حڪمت جي رازن ۽ حقيقتن کان آگاھ فرمايو.

هيءُ مسئلو قرآن ڪريم جي گهڻين آيتن ۽ گهڻين حديثن مان ثابت آهي.

ف٣٠٢ جو توهان کي اُنهن نعمتن سان ممتاز ڪيائين.

ف٣٠٣ هيءُ سڀني ماڻهن جي حق ۾ عام آهي.

ف٣٠٤ هيءَ آيت دليل آهي ان جو تہ اجماع حجت آهي، اُن جي مخالفت جائز نہ آهي، جيئن ڪتاب ۽ سنت جي مخالفت جائز نہ آهي (مدارڪ).

ان مان ثابت ٿيو تہ مسلمانن جو طريقو ئي سڌو رستو آهي. حديث شريف ۾ وارد ٿيو تہ جماعت تي الله تعاليٰ جو هٿ آهي. هڪ ٻي حديث ۾ آهي تہ سوادِ اعظم يعني وڏي جماعت جي تابعداري ڪريو. جيڪو مسلمانن جي جماعت کان جدا ٿيو، سو دوزخي آهي.

ان مان واضح آهي تہ مذهب اهل سنت وجماعت حق آهي.

ف٣٠٥ حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما جو قول آهي تہ هيءَ آيت هڪ ڪمزور اعرابيءَ جي حق ۾ نازل ٿي، جنهن سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿي عرض گذاريو. يا نبي الله! مان پوڙهو آهيان، گناهن ۾ ٻڏل آهيان، سواءِ ان جي تہ جڏهن کان مان الله کي سڃاتو، ان تي ايمان آندو، ان وقت کان وٺي ڪڏهن بہ مان ان سان شرڪ نہ ڪيو ۽ ان کان سواءِ ڪنهن ٻئي کي مددگار نہ بڻايو ۽ جرأت سان گناهن ۾ مبتلا نہ ٿيس ۽ هڪ گهڙي بہ مان هيءُ گمان نہ ڪيو تہ الله تعاليٰ کان ڀڄي سگهان ٿو، شرمندو آهيان، توبہ تائب آهيان، مغفرت گهران ٿو، الله سائين وٽ منهنجو ڪهڙو حال هوندو؟

اُن تي هيءَ آيت نازل ٿي. هيءَ آيت نص صريح آهي ان تي تہ شرڪ نہ بخشيو ويندو، جيڪڏهن مُشرڪ پنهنجي شرڪ تي مري؛ چو تہ اهو ثابت ٿي چڪو آهي تہ جيڪو مُشرڪ پنهنجي شرڪ کان توبہ ڪري ۽ ايمان آڻي تہ ان جي توبہ ۽ ايمان مقبول آهي.

ف٣٠٦ يعني مؤنث بُتن کي جيئن لات، عزيٰ، منات وغيره اهي سڀ مؤنث آهن. عرب جي هر قبيلي جو بُت هو، جنهن جي اهي پوڄا ڪندا هئا ۽ ان کي قبيلي جي انثيٰ (عورت) چوندا هئا. حضرت عائشہ صديقہ رضي الله تعاليٰ عنها جي قرأت ۾ اِلَّا اَوْثَانًا ۽ حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما جي قرأت ۾ اِلَّا اُثُنًا آيو آهي، ان مان بہ ثابت ٿئي ٿو تہ اناث مان مراد بُت آهن. هڪ قول هيءُ بہ آهي تہ عرب مُشرڪ پنهنجن باطل معبودن کي خدا جون ڌيئرون چوندا هئا ۽ هڪ قول هيءُ آهي تہ مُشرڪ بُتن کي زيور وغيره پارائي عورتن وانگر سينگاريندا هئا.

ف٣٠٧ چو تہ انهيءَ جي اغوا سان بُت پرستي ڪندا آهن. ف٣٠٨ شيطان. ف٣٠٩ اُنهن کي پنهنجو تابعدار بڻائيندس. ف٣١٠ قِسم قِسم جون، ڪڏهن ڊگهيءَ عمر جون، تہ ڪڏهن دُنيا جي لذتن جون، ڪڏهن باطل خواهشن جون، ڪڏهن هڪڙيون ۽ ڪڏهن ٻيون. ف٣١١ اهڙيءَ طرح اُنهن ايئن ڪيو تہ اُنٺ جڏهن پنج ڀيرا ڄڻندي هئي تہ اهي اُن کي ڇڏي ڏين ۽ ان کان وڌيڪ نفعو حاصل ڪرڻ پنهنجي مٿان حرام ڪري ڇڏين ۽ اُن جو ڪير بُتن لاءِ ڪري ڇڏين ۽ ان کي بحيره (ڪن چيريل) چوندا هئا. شيطان انهن جي دل ۾ اها ڳالھ وجهي ڇڏي هئي تہ ايئن ڪرڻ عبادت آهي.

فَلَيُغَيِّرُنَّ خَلْقَ اللّٰهِ ۚ وَمَنْ يَّتَّخِذِ الشَّيْطٰنَ وَلِيًّا مِّنْ دُوْنِ
انهن كي ته الله جي پيدا ڪيل شين كي مٽائي رکن ۳۱۲ ۽ جنهن الله کي ڇڏي شيطان کي دوست
اللّٰهِ فَقَدْ خَسِرَ خُسْرَانًا مُّبِيْنًا ﴿۱۱۹﴾ يَعِدُهُمْ وَ يُمَنِّيْهِمْ ۭ وَمَا
بنايو اهو صريح نُقصان ۾ پيو. شيطان انهن سان واعدو ڪري ٿو ۽ سڌون ڏياري ٿو ۳۱۳ ۽
يَعِدُهُمُ الشَّيْطٰنُ اِلَّا غُرُوْرًا ﴿۱۲۰﴾ اُولٰٓئِكَ مَاْوٰىهُمْ جَهَنَّمُ ۡ وَلَا
شيطان ته سانئن فريب جا واعدا ڪندو آهي. ۳۱۴ انهن جو ٽڪاڻو دوزخ آهي ۽ ان کان
يَجِدُوْنَ عَنْهَا مَحِيْصًا ﴿۱۲۱﴾ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ
بچڻ جي جاءِ نه لهندا. ۽ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا ٿورن
سَنُدْخِلُهُمْ جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَآ
جلدي اسان انهن کي باغن ۾ نيندا سين جن جي هيٺان نهرون جاري آهن هميشه هميشه انهن ۾
اَبَدًا ۭ وَعْدَ اللّٰهِ حَقًّا ۭ وَمَنْ اَصْدَقُ مِنَ اللّٰهِ قِيْلًا ﴿۱۲۲﴾ لَيْسَ
رهندا. الله جو واعدو سچو آهي ۽ الله کان وڌيڪ ڪنهن جي ڳالهه سچي ٿي سگهي ٿي. دارومدار نه
بِاَمَانِيِّكُمْ وَلَآ اَمَانِيِّ اَهْلِ الْكِتٰبِ ۭ مَنْ يَّعْمَلْ سُوْۗءًا يُّجْزَ بِهٖ ۙ وَ
ته توهان جي خيالن تي آهي ۳۱۵ ۽ نه ڪتاب وارن جي سڌ تي ۳۱۶ جيڪو برائي ڪندو ۳۱۷ ان جو بدلو ڏسندو ۽
لَا يَجِدْ لَهٗ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ وَلِيًّا وَّلَا نَصِيْرًا ﴿۱۲۳﴾ وَمَنْ يَّعْمَلْ
الله کان سواءِ نه ڪو حمايتي لهندو نه مددگار. ۳۱۸ ۽ جيڪو چڱا ڪم
مِنَ الصّٰلِحٰتِ مِنْ ذَكَرٍ اَوْ اُنْثٰى وَهُوَ مُؤْمِنٌ فَاُولٰٓئِكَ يَدْخُلُوْنَ
ڪندو، مرد هجي يا عورت پر هجي مسلمان ۳۱۹ ته انهن کي جنت ۾ داخل ڪيو
الْجَنَّةَ وَلَا يُظْلَمُوْنَ نَقِيْرًا ﴿۱۲۴﴾ وَمَنْ اَحْسَنُ دِيْنًا مِّمَّنْ اَسْلَمَ
ويندو ۽ انهن کي تر برابر به نقصان نه ڏنو ويندو. ۽ ان کان وڌيڪ ڀلو ڪنهن جو دين ٿي سگهي ٿو جنهن
وَجْهَهٗ لِلّٰهِ وَهُوَ مُحْسِنٌ وَّاتَّبَعَ مِلَّةَ اِبْرٰهِيْمَ حَنِيْفًا ۭ وَاتَّخَذَ
پنهنجو منهن الله جي اڳيان جهڪايو ۳۲۰ ۽ اهو نيڪي وارو آهي ۽ ابراهيم جي دين تي هليو ۳۲۱ جيڪو هر باطل کان
اللّٰهُ اِبْرٰهِيْمَ خَلِيْلًا ﴿۱۲۵﴾ وَلِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ ۭ
جدا هو ۽ الله ابراهيم کي پنهنجو گهرو دوست بنايو. ۳۲۲ ۽ الله جو ئي آهي جو ڪجهه آسمانن ۾ آهي ۽ جو ڪجهه زمين ۾

۳۱۲ مردن جو عورتن جي شڪل ۾ زنانو لباس پهرڻ ۽ عورتن وانگر ڳالهائڻ ۽ حرڪت ڪرڻ، جسم کي ڦيرائڻ، سُرمون يا سيندور (ڳاڙهي رنگ جي پيئل دوا) وغيره ڪم ۾ جذب ڪري نقش و نگار ٺاهڻ، وارن ۾ وار ملائي وڏيون وڏيون چوٽيون ٺاهڻ به ان ۾ داخل آهي.

۳۱۳ ۽ دل ۾ قسمين قسمين وسوسا ۽ اميدون وجهي ٿو ته جيئن انسان گمراهيءَ ۾ پوي.

۳۱۴ ته جنهن شيءِ جي نفعي ۽ فائدي جي توقع ڏياري ٿو، حقيقت ۾ ان ۾ سخت ٽوٽو ۽ نقصان ٿئي ٿو.

۳۱۵ جيڪو توهان سوچي رکيو آهي ته بُت توهان کي نفعو پهچائيندا.

۳۱۶ جيڪي چون ٿا ته اسان الله جا پُٽ ۽ ان جا پيارا آهيون، اسان کي باهه چند ڏينهن کان وڌيڪ نه ساڙيندي. يهودين ۽ نصرانين جو اهو خيال به مُشرڪن وانگر باطل آهي.

۳۱۷ تو ڙي مُشرڪن مان هجي يا يهودين ۽ نصرانين منجهان.

۳۱۸ اهو بُرو واعدو ڪافرن جي لاءِ آهي.

۳۱۹ مسئلو: هن ۾ اشارو آهي ته عمل ايمان ۾ داخل نه آهن.

۳۲۰ يعني اطاعت ۽ اخلاص اختيار ڪريو.

۳۲۱ جيڪو ملتِ اسلام جي موافق هجي، حضرت ابراهيم جي شريعت ۽ ملت سيد الانبياء صلى الله عليه وسلم جن جي ملت ۾ داخل آهي ۽ دينِ مُحمّديءَ جون خصوصيتون ان کان علاوه آهن. دينِ مُحمّديءَ جي اتباع ڪرڻ سان ابراهيم عليه السلام جي شريعت ۽ ملت جو اتباع حاصل ٿئي ٿو، ڇو ته عرب، يهودي ۽ نصراني سڀ حضرت ابراهيم عليه السلام سان نسبت ڪرڻ تي فخر ڪندا هئا ۽ سندن شريعت انهن سڀني وٽ مقبول هئي ۽ مُحمّدي شريعت اُن تي حاوي آهي ته اُنهن سڀني کي دينِ محمّديءَ ۾ داخل ٿيڻ ۽ ان کي قبول ڪرڻ لازم آهي.



۳۲۲ خلت پاڪ صاحبت ۽ غير کان منقطع ٿيڻ کي چوندا آهن. حضرت ابراهيم عليه الصلوٰة والتسليمات اهي وصفون رکندا هئا، اُن ڪري کيس خليل چيو ويو. هڪ قول هيءُ به آهي ته خليل ان مُحب کي چوندا آهن جنهن سان ڪامل محبت هجي ۽ ان ۾ ڪنهن به قِسم جو خلل ۽ نقصان نه هجي، اها معنيٰ به حضرت ابراهيم عليه السلام ۾ ملندي وڃي ٿي.

سڀني نبين سڳورن جا جيڪي ڪمالات آهن، سي سڀ سيّد الانبياء صلى الله عليه وسلم جن کي حاصل آهن. حضور جن الله جا خليل آهن، جيئن بخاري ۽ مسلم جي حديث ۾ آهي ۽ حبيب به، جيئن ترمذي شريف جي حديث ۾ آهي ته مان الله جو حبيب آهيان ۽ مان فخر ڪان نه ٿو چوان.

وَكَانَ اللّٰهُ بِكُلِّ شَيْءٍ مُّحِيْطًا ﴿١٢٦﴾ وَيَسْتَفْتُوْنَكَ فِى النِّسَآءِ ۭ قُلِ

۽ هر شيءِ الله جي گهيري ۽ قبضي ۾ آهي. ٣٢٣ ۽ توکان عورتن جي باري ۾ فتوىٰ پڇن ٿا ٣٢٤ تون فرما

اللّٰهُ يُفْتِيْكُمْ فِيْهِنَّ ۙ وَمَا يُتْلٰى عَلَيْكُمْ فِى الْكِتٰبِ فِيْ يَتٰمَى

الله توهان کي ان بابت فتوىٰ ڏئي ٿو ۽ جيڪو توهان تي قرآن ۾ پڙهيو وڃي ٿو يتيم ڇوڪرين جي

النِّسَآءِ الّٰتِيْ لَا تُؤْتُوْنَهُنَّ مَا كُتِبَ لَهُنَّ وَتَرْغَبُوْنَ اَنْ

باري ۾ جن کي توهان سندن مقرر حق نه ٿا ڏيو ٣٢٥ ۽ انهن کي نڪاح ۾ آڻڻ کان به

تَنْكِحُوْهُنَّ وَالْمُسْتَضْعَفِيْنَ مِنَ الْوِلْدَانِ ۙ وَاَنْ تَقُوْمُوْا

مُنهن ڦيريو ٿا ۽ ڪمزور ٻارن ٣٢٦ جي باري ۾ ۽ هي ته يتيمن جي حقن ۾ انصاف

لِلْيَتٰمٰى بِالْقِسْطِ ۭ وَمَا تَفْعَلُوْا مِنْ خَيْرٍ فَاِنَّ اللّٰهَ كَانَ بِهٖ

ڪان ڪم ونو ٣٢٧ ۽ توهان جيڪا به ڀلائي ڪريو پوءِ الله کي ان جو علم

عَلِيْمًا ﴿١٢٧﴾ وَاِنِ امْرَاَةٌ خَافَتْ مِنْۢ بَعْلِهَا نُشُوْزًا اَوْ اِعْرَاضًا

آهي ۽ جيڪڏهن ڪا عورت پنهنجي مڙس جي زيادتي يا بي رغبتي جو ڊپ ڪري ٣٢٨

فَلَا جُنَاحَ عَلَيْهِمَآ اَنْ يُّصْلِحَا بَيْنَهُمَا صُلْحًا ۭ وَالصُّلْحُ خَيْرٌ ۭ

ته انهن تي گناهه نه آهي جو پاڻ ۾ صلح ڪري ڇڏين ٣٢٩ ۽ صلح چڱي ڳالهه آهي ٣٣٠

وَاُحْضِرَتِ الْاَنْفُسُ الشُّحَّ ۭ وَاِنْ تُحْسِنُوْا وَتَتَّقُوْا فَاِنَّ اللّٰهَ

۽ دليون لالچ جي ڦندي ۾ آهن ٣٣١ ۽ جيڪڏهن توهان نيڪي ۽ پرهيزگاري ڪيو ٣٣٢ ته الله کي

كَانَ بِمَا تَعْمَلُوْنَ خَبِيْرًا ﴿١٢٨﴾ وَلَنْ تَسْتَطِيْعُوْٓا اَنْ تَعْدِلُوْا بَيْنَ

توهان جي ڪمن جي خبر آهي. ٣٣٣ ۽ توهان عورتن کي برابر رکي نه سگهندؤ ڪيتري

النِّسَآءِ وَلَوْ حَرَصْتُمْ فَلَا تَمِيْلُوْا كُلَّ الْمَيْلِ فَتَذَرُوْهَا

ڪيترو به حرص ڪريو ٣٣٤ ايئن به نه ٿئي جو هڪ طرف پورا جهڪي وڃو ٻئي کي لٽڪيل ڇڏي

كَالْمُعَلَّقَةِ ۭ وَاِنْ تُصْلِحُوْا وَتَتَّقُوْا فَاِنَّ اللّٰهَ كَانَ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا ﴿١٢٩﴾

ڏيو ٣٣٥ ۽ جيڪڏهن توهان نيڪي ۽ پرهيزگاري ڪريو ته بيشڪ الله بخشڻهار مهربان آهي.

وَاِنْ يَّتَفَرَّقَا يُغْنِ اللّٰهُ كُلًّا مِّنْ سَعَتِهٖ ۭ وَكَانَ اللّٰهُ وَاسِعًا

۽ جيڪڏهن اهي ٻئي ٣٣٦ جدا ٿي وڃن ته الله پنهنجي وسعت سان توهان مان هر هڪ کي بي نياز ڪندو ٣٣٧ ۽ الله وسعت وارو

منزل ١

ع ١٨ / ١١ / ١٥

٣٢٣ ۽ اهوان جي علم جي احاطي ۽ قدرت ۾ آهي. احاطه بالعلم هيءُ آهي ته ڪنهن شيءِ جي لاءِ جيترا سبب ٿي سگهن ٿا، انهن مان ڪو به سبب علم کان خارج نه هجي.

٣٢٤ شان نزول:-

جاهليت جي زماني ۾ عرب جا ماڻهو، عورت ۽ ننڍن ٻارن کي ميت جي مال جو وارث قرار نه ڏيندا هئا.

جنهن وقت ميراث واري آيت نازل ٿي ته انهن عرض ڪيو يارسول الله! ڇا عورت ۽ ننڍا ٻار وارث ٿيندا؟ پاڻ تن کي هن آيت سان جواب ڏنو.

حضرت عائشه صديقه رضي الله تعالىٰ عنها فرمايو ته يتيمن جي وارثن جو دستور هي هو ته جيڪڏهن يتيم ڇوڪري مال ۽ جمال واري هوندي هئي ته ان سان ٿوري مهر تي نڪاح ڪري ڇڏيندا هئا، ۽ جيڪڏهن حُسن ۽ مال نه رکندي هئي ته ان کي ڇڏي ڏيندا هئا ۽ جيڪڏهن سهڻي صورت نه رکندي هئي پر مالدار هوندي هئي ته ان سان نڪاح نه ڪندا هئا ۽ ان انديشي سبب ان ٻئي جي نڪاح ۾ به نه ڏيندا هئا ته اهو مال ۾ حصيدار ٿي ويندو. الله تعالىٰ هي آيتون نازل فرمائي انهن کي انهن عادتن کان منع فرمايو.

٣٢٥ ميراث مان.

٣٢٦ يتيم.

٣٢٧ انهن جا پورا حق اُنهن کي ڏيو.

٣٢٨ زيادتي ته هن طرح، جو ان کان الڳ رهي، کائڻ پيئڻ جو سامان نه ڏئي يا گهٽائي، يا ماري يا گهٽ وڌ ڳالهائي.

منهن ڦيرائڻ هيءَ ته محبت نه ڪري، ڳالهائڻ ٻولهائڻ ڇڏي ڏئي يا گهٽ ڪري ڇڏي.

٣٢٩ ۽ ان صلح جي لاءِ پنهنجن حقن جو بار گهٽ ڪرڻ تي راضي ٿي وڃن.

٣٣٠ ۽ زيادتي ۽ جدائي ٻنهيءَ کان بهتر آهي.

٣٣١ هر هڪ پنهنجي راحت ۽ آسائش چاهي ٿو ۽ پنهنجي مٿان ڪجهه تڪليف گوارا ڪري ٻين جي آسائش کي ترجيح نه ٿو ڏئي.

٣٣٢ ۽ مرغوب نه هجڻ جي باوجود پنهنجن موجوده عورتن تي صبر ڪريو ۽ صحبت جي حق جي رعايت سان انهن سان سهڻو سلوڪ ڪريو ۽ انهن کي ايذاء ۽ رنج ڏيڻ ۽ جهيڙي پيدا ڪرڻ وارين ڳالهين کان بچندا رهو ۽ صحبت ۽ معاشرت ۾ نيڪ سلوڪ ڪري ها چاٽندا رهو ته اهي توهان وٽ امانتون آهن.

٣٣٣ اهو توهان کي توهان جي عملن جي جزا ڏيندو.

٣٣٤ يعني جيڪڏهن گهرواريون گهڻيون هجن ته پوءِ هي توهان جي وس ۾ نه آهي ته توهان اُنهن کي هر امر ۾ برابر رکو ۽ ڪنهن امر ۾ ڪنهن کي ڪنهن تي ترجيح نه ڏيڻ ڏيو، نه ميل و صحبت ۾، نه خواهش و رغبت ۾، نه عيش و آرام ۾، نه نظر و توجه ۾. توهان ڪوشش ڪري هي ته ڪري نه ٿا سگهو ليڪن جيڪڏهن ايترو توهان جي وس ۾ نه آهي ۽ هن سبب جي ڪري تن سيني پابندين جو بار توهان تي نه رکيو ويو ۽ محبت قلبي ۽ ميل طبعي، جيڪو توهان جي اختيار ۾ نه آهي، ان ۾ برابري ڪرڻ جو توهان کي حڪم نه ڏنو ويو.

٣٣٥ بلڪ هيءُ ضروري آهي ته جيستائين توهان کي قدرت ۽ اختيار آهي اوستائين هڪجهڙو ورتاءُ ڪريو. محبت اختيار واري شيءِ نه آهي، پر ڳالهه ٻولهه، حُسنِ اخلاق، کائڻ پيئڻ، سانڍڻ رکڻ وغيره جهڙن امرن ۾ برابري ڪرڻ اختيار ۾ آهي، تن امرن ۾ سيني سان هڪجهڙو سلوڪ ڪرڻ لازم ۽ ضروري آهي.

٣٣٦ زال ۽ مڙس، هڪٻئي سان صلح نه ڪن ۽ جدائي کي ئي بهتر سمجهن ۽ خلع سان جُدائي ٿي وڃي، يا مرد عورت کي سندس مهر ۽ عدت جو خرچ ادا ڪري طلاق ڏئي. يا اهڙيءَ طرح اُهي.

٣٣٧ ۽ هر هڪ کي ڀلو انصاف عطا فرمائيندو.

حَكِيمًا ﴿١٣٠﴾ وَلِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ ۗ وَلَقَدْ وَصَّيْنَا

حڪمت وارو آهي. ۽ الله جو ئي آهي جو ڪجھ آسمانن ۾ آهي ۽ جو ڪجھ زمين ۾ ۽ بيشڪ اسان تاڪيد فرمائي

الَّذِينَ اُوتُوا الْكِتٰبَ مِنْ قَبْلِكُمْ وَاِيَّاكُمْ اَنِ اتَّقُوا اللّٰهَ ۗ وَاِنْ

ڇڏي آهي انهن کي جن کي توهان کان اڳ ۾ ڪتاب ڏنو ويو ۽ توهان کي به، ته الله کان ڊڄو ۳۳۸ ۽ جيڪڏهن

تَكْفُرُوا فَاِنَّ لِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ ۗ وَكَانَ اللّٰهُ

ڪفر ڪيو ته بيشڪ الله جي واسطي آهي جو ڪجھ آسمانن ۾ آهي ۽ جو ڪجھ زمين ۾ ۳۳۹ ۽ الله بي نياز

غَنِيًّا حَمِيدًا ﴿١٣١﴾ وَلِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ ۗ وَكَفٰى

آهي سمورين خوبين ۾ ساراهيل. ۳۴۰ ۽ آسمان ۽ زمين ۾ موجود هر شيءِ الله جي آهي ۽ الله ڪافي

بِاللّٰهِ وَكِيلًا ﴿١٣٢﴾ اِنْ يَّشَاْ يُذْهِبْكُمْ اَيُّهَا النَّاسُ وَيَاْتِ بِاٰخَرِيْنَ ۗ

آهي ڪارساز. اي انسانو! جيڪڏهن اهو چاهي ته توهان کي ختم ڪري ۳۴۱ ۽ ٻين کي آڻي

وَكَانَ اللّٰهُ عَلٰى ذٰلِكَ قَدِيْرًا ﴿١٣٣﴾ مَنْ كَانَ يُرِيْدُ ثَوَابَ الدُّنْيَا

۽ الله کي ان جي قدرت آهي. جيڪو دنيا جو انعام گهري

فَعِنْدَ اللّٰهِ ثَوَابُ الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ ۗ وَكَانَ اللّٰهُ سَمِيْعًا بَصِيْرًا ﴿١٣٤﴾

پوءِ الله وٽ دنيا ۽ آخرت ٻنهي جو انعام آهي ۳۴۲ ۽ الله ئي ٻڌندڙ ڏسندڙ آهي

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا كُوْنُوْا قَوّٰمِيْنَ بِالْقِسْطِ شُهَدَآءَ لِلّٰهِ

اي ايمان وارؤ انصاف تي خوب قائم ٿي وڃو الله جي واسطي شاهدي ڏيندي

وَلَوْ عَلٰۤى اَنْفُسِكُمْ اَوِ الْوَالِدَيْنِ وَالْاَقْرَبِيْنَ ۚ اِنْ يَّكُنْ غَنِيًّا

ڪڏهن ان ۾ توهان جو نقصان هجي يا ماءُ پيءُ يا مائٽن جو جنهن تي شاهدي ڏيو سو دولتمند

اَوْ فَقِيْرًا فَاللّٰهُ اَوْلٰى بِهِمَا ۗ فَلَا تَتَّبِعُوا الْهَوٰۤى اَنْ تَعْدِلُوْا ۚ

هجي يا مسڪين ۳۴۳ بهرحال الله کي ان ٻنهي جو وڌيڪ اختيار آهي تنهن ڪري سڌن پنهنجي نفس جي پيروي نه ڪريو ته حق کان جدا

وَاِنْ تَلْوٗۤا اَوْ تُعْرِضُوْا فَاِنَّ اللّٰهَ كَانَ بِمَا تَعْمَلُوْنَ خَبِيْرًا ﴿١٣٥﴾

ٿيو ۽ جيڪڏهن توهان هير ڦير ڪيو ۳۴۴ يا منهن موڙيو ۳۴۵ ته الله کي توهان جي ڪمن جي خبر آهي.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اٰمِنُوْا بِاللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ وَالْكِتٰبِ الَّذِيْ

اي ايمان وارؤ پڪو يقين قائم رکو الله ۽ سندس رسول تي ۽ ان ڪتاب تي جيڪو پنهنجي



۳۳۸ ان جي فرمانبرداري ڪريو ۽ ان جي حڪم جي خلاف ڪم نه ڪريو، توحيد ۽ شريعت تي قائم رهو.

هن آيت مان معلوم ٿيو ته تقويٰ ۽ پرهيزگاري جو حڪم پراڻو آهي، تنهن جو سمورين امتن کي تاڪيد ٿيندو رهيو آهي.

۳۳۹ سارو جهان ان جي فرمانبردارن سان ڀريل آهي، توهان جي ڪفر سان ان جو ڪجھ نقصان.

۳۴۰ سموري خلق ۽ انهن جي عبادت کان.

۳۴۱ معدوم ڪري ڇڏي.

۳۴۲ معنيٰ هيءَ آهي ته جنهن کي پنهنجي عمل سان دنيا مقصود هجي ۽ ان جي مراد اها ئي هجي جيڪا الله ان کي ڏيئي ڇڏي ٿو، سو آخرت جي ثواب کان محروم رهي ٿو ۽ جنهن الله جي رضا ۽ آخرت جي ثواب لاءِ عمل ڪيو ته، الله تعالىٰ دنيا ۽ آخرت ۾ ثواب ڏيڻ وارو آهي. جيڪو شخص الله کان فقط دنيا جو طالب هجي، سو نادان، خسيس ۽ گهٽ همت آهي.

۳۴۳ ڪنهن جي رعايت ۽ طرفداري ۾ انصاف کان نه هٽو ۽ ڪا قرابت ۽ رشتو حق چوڻ ۾ خلل وجهندڙ نه ٿي وڃي.

۳۴۴ حق ٻڌائڻ ۾ ۽ جيئن جڳائي، نه چئو.

۳۴۵ شاهدي جي ادا ڪان.

۳۴۶ جهڙا عمل هوندا تهڙو بدلو ڏيندو.

۳۴۷ يعني ايمان تي ثابت رهو. هيءَ معنىٰ ان صورت ۾ آهي ته يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا جو خطاب مسلمانن کي هجي ۽ جيڪڏهن خطاب يهودين ۽ نصرانين کي هجي ته پوءِ معنىٰ هيءَ آهي ته اي ڪن ڪتابن ۽ ڪن رسولن تي ايمان آڻڻ وارؤ! توهان کي هيءُ حڪم آهي ۽ جيڪڏهن خطاب منافقن کي هجي ته پوءِ معنىٰ هيءَ آهي ته اي ايمان جي ظاهري دعواي ڪرڻ وارؤ! اخلاص سان ايمان آڻيو. هتي رسول مان سيد الانبياء صلى الله عليه وسلم جن ۽ ڪتاب مان قرآن ڪريم مراد آهي.

شان نزول:- حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته هيءَ آيت عبد الله بن سلام ۽ اسد ۽ اسيد ۽ ثعلبه بن قيس، سلام، سلمه ۽ يامين جي حق ۾ نازل ٿي. هي ماڻهو مؤمن اهل ڪتاب مان هئا. رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ عرض ڪيائون ته اسان توهان تي ۽ توهان جي ڪتاب تي ۽ حضرت موسىٰ ۽ توريت ۽ حضرت عزير تي ايمان آڻيون ٿا، باقي ڪتابن ۽ رسولن تي ايمان نه آڻيندا اسون. حضور صلى الله عليه وسلم جن انهن کي فرمايو ته توهان الله ۽ ان جي رسول محمّد مصطفىٰ (صلى الله عليه وسلم) تي ۽ قرآن تي ۽ ان کان اڳين سمورن ڪتابن تي ايمان آڻيو. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي.

نَزَّلَ عَلٰى رَسُوْلِهٖ وَالْكِتٰبِ الَّذِیْٓ اَنْزَلَ مِنْ قَبْلُ ؕ وَمَنْ

هن رسول تي لاٿائين ۽ ان ڪتاب تي جيڪو اڳ ۾ نازل ڪيائين ٣٤٨ ۽ جيڪو

یَّكْفُرْ بِاللّٰهِ وَمَلٰٓئِكَتِهٖ وَكُتُبِهٖ وَرُسُلِهٖ وَالْیَوْمِ الْاٰخِرِ فَقَدْ ضَلَّ

نه مڃي الله ۽ سندس ملائڪن ۽ ڪتابن ۽ رسولن ۽ قيامت کي ٣٤٩ ته ضرور

ضَلٰلًۢا بَعِیْدًا ﴿۱۳۶﴾ اِنَّ الَّذِیْنَ اٰمَنُوْا ثُمَّ كَفَرُوْا ثُمَّ اٰمَنُوْا ثُمَّ كَفَرُوْا ثُمَّ

اهو پري واهين گمراهي ۾ پيو. بيشڪ جن ايمان آندو پوءِ ڪافر ٿيا ۽ وري ايمان

ازْدَادُوْا كُفْرًا لَّمْ یَكُنِ اللّٰهُ لِیَغْفِرَ لَهُمْ وَلَا لِیَهْدِیَهُمْ سَبِیْلًا ﴿۱۳۷﴾

آندائون وري ڪافر ٿيا، پوءِ وڌيڪ ڪفر ۾ وڌي ويا ٣٥٠ الله هرگز نه ته انهن کي بخشيندو ٣٥١

بَشِّرِ الْمُنٰفِقِیْنَ بِاَنَّ لَهُمْ عَذَابًا اَلِیْمَا ﴿۱۳۸﴾ الَّذِیْنَ یَتَّخِذُوْنَ

۽ نه انهن کي واٽ ڏيکاريندو. منافقن کي خوشخبري ڏي ته انهن لاءِ دردناڪ عذاب

الْكٰفِرِیْنَ اَوْلِیَآءَ مِنْ دُوْنِ الْمُؤْمِنِیْنَ ؕ اَیَبْتَغُوْنَ عِنْدَهُمُ

آهي. جيڪي مسلمانن کي ڇڏي ڪافرن کي دوست بڻائن ٿا ٣٥٢ ڇا

الْعِزَّةَ فَاِنَّ الْعِزَّةَ لِلّٰهِ جَمِیْعًا ﴿۱۳۹﴾ وَقَدْ نَزَّلَ عَلَیْكُمْ فِی الْكِتٰبِ

انهن وٽ عزت ڳولن ٿا، عزت ته سموري الله جي واسطي آهي ٣٥٣ ۽ بيشڪ الله

اَنْ اِذَا سَمِعْتُمْ اٰیٰتِ اللّٰهِ یُكْفَرُ بِهَا وَیُسْتَهْزَاُ بِهَا فَلَا تَقْعُدُوْا

توهان تي ڪتاب ٣٥٤ ۾ نازل ڪري چڪو ته جڏهن توهان ٻڌو ته الله جي آيتن جو انڪار ڪيو ٿو وڃي ۽ انهن جو مسخري ڪئي

مَعَهُمْ حَتّٰى یَخُوْضُوْا فِیْ حَدِیْثٍ غَیْرِهٖٓ ۖ اِنَّكُمْ اِذًا مِّثْلُهُمْ ؕ اِنَّ

وڃي ٿي ته انهن ماڻهن سان نه ويهو ايستائين جو اهي ڪنهن ٻي ڳالهه ۾ مشغول نه ٿين ٣٥٥

اللّٰهَ جَامِعُ الْمُنٰفِقِیْنَ وَالْكٰفِرِیْنَ فِیْ جَهَنَّمَ جَمِیْعَا ﴿۱۴۰﴾ الَّذِیْنَ

نه ته توهان به انهن جهڙا آهيو ٣٥٦ بيشڪ الله منافقن ۽ ڪافرن سمورن کي جهنم ۾ گڏ ڪندو

یَتَرَبَّصُوْنَ بِكُمْ ۚ فَاِنْ كَانَ لَكُمْ فَتْحٌ مِّنَ اللّٰهِ قَالُوْٓا اَلَمْ نَكُنْ

جيڪي توهان جي حال کي تڪي رهيا آهن پوءِ جيڪڏهن الله جي طرفان توهان کي فتح ملي ته چوندا آهن

مَّعَكُمْ ۖ وَاِنْ كَانَ لِلْكٰفِرِیْنَ نَصِیْبٌ ۙ قَالُوْٓا اَلَمْ نَسْتَحْوِذْ عَلَیْكُمْ

ته ڇا اسان توهان سان گڏ نه هئاسين ٣٥٧ ۽ جيڪڏهن ڪافرن کي حصو ملي ته چون ته ڇا اسان کي توهان تي



٣٤٨ يعني قرآن پاڪ تي ۽ انهن سمورن ڪتابن تي ايمان آڻيو، جيڪي الله تعالىٰ قرآن کان اڳ پنهنجن نبين سڳورن تي نازل فرمايا.

٣٤٩ يعني انهن مان ڪنهن هڪ جو انڪار ڪري ته هڪ رسول ۽ هڪ ڪتاب جو انڪار به سڀني جو انڪار آهي.

٣٥٠ شان نزول:- حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته هيءَ آيت يهودين جي حق ۾ نازل ٿي، جن حضرت موسىٰ عليه السلام تي ايمان آندو، پوءِ ڳائي جي پوڄا ڪري ڪافر ٿيا، وري ان کان پوءِ ايمان آندائون، وري حضرت عيسىٰ عليه السلام ۽ انجيل جو انڪار ڪري ڪافر ٿيا. وري سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن جو ۽ قرآن جو انڪار ڪري ڪفر ۾ وڌيا.

هڪ قول هيءُ آهي ته هيءَ آيت منافقن جي حق ۾ نازل ٿي جو اهي ايمان آندو، پوءِ ڪافر ٿي ويا، پوءِ وري ايمان آندائون. يعني انهن پنهنجي ايمان جو اظهار ڪيو ته جيئن انهن تي مؤمنن جا حڪم جاري ٿين، وري ڪفر ۾ وڌيا ۽ انهن جو موت ڪفر تي ٿيو.

٣٥١ جيستائين ڪفر تي رهن ۽ ڪفر تي مرن، ڇو ته ڪفر بخشيو نه ٿو وڃي مگر جڏهن ڪافر توبهه ڪري ۽ ايمان آڻي. جيئن ته فرمايائين قُلْ لِّلَّذِیْنَ كَفَرُوْٓا اِنْ یَّنْتَهُوْا یُغْفَرْ لَهُمْ مَّا قَدْ سَلَفَ.

٣٥٢ اهو منافقن جو حال آهي، جن جو خيال هو ته اسلام غالب نه ٿيندو ۽ ان ڪري اُهي ڪافرن کي قوت ۽ شوڪت وارو سمجهي انهن سان دوستي رکندا هئا ۽ اُنهن سان ملڻ ۾ عزت جا ڳولائو هئا.

باوجود اُن جي جو ڪافرن سان دوستي منع ٿيل ۽ اُنهن جي ملڻ سان عزت جي طلب باطل.

٣٥٣ ۽ ان جي لاءِ، جنهن کي اهو عزت ڏئي، جيئن ته نبي سڳورا ۽ مؤمن ٻانها.

٣٥٤ يعني قرآن پاڪ.

٣٥٥ ڪافرن سان گڏ ويهڻ ۽ انهن جي مجلسن ۾ شرڪت ڪرڻ ايئن ئي بيدين ۽ گمراهن جي مجلسن ۾ شرڪت ۽ انهن سان دوستي ۽ صحبت جي منع فرمائي وئي.

٣٥٦ هن مان ثابت ٿيو ته ڪفر سان راضي ٿيڻ وارو به ڪافر آهي.

٣٥٧ هن مان انهن جي مراد غنيمت ۾ شرڪت ڪرڻ ۽ حصو گهرڻ آهي.

٣٥٨ جو اسان توهان کي قتل ڪريون ها، گرفتار ڪريون ها مگر اسان اهو ڪجهه نه ڪيو.

وَنَمۡنَعۡكُم مِّنَ الۡمُؤۡمِنِيۡنَ ؕ فَاللّٰهُ يَحۡكُمُ بَيۡنَكُمۡ يَوۡمَ الۡقِيٰمَةِ ؕ وَ

قدرت نه هئي ٣٥٨ ۽ اسان توهان کي مسلمانن کان بچايو ٣٥٩ پوءِ الله توهان سڀني ۾ ٣٦٠ قيامت

لَنۡ يَّجۡعَلَ اللّٰهُ لِلۡكٰفِرِيۡنَ عَلَى الۡمُؤۡمِنِيۡنَ سَبِيۡلًا ﴿١٤١﴾ اِنَّ

جي ڏينهن فيصلو ڪندو ٣٦١ ۽ الله ڪافرن کي مسلمانن تي ڪا واٽ نه ڏيندو. ٣٦٢

الۡمُنٰفِقِيۡنَ يُخٰدِعُوۡنَ اللّٰهَ وَهُوَ خَادِعُهُمۡ ۚ وَاِذَا قَامُوۡۤا اِلَى

بيشڪ منافق ماڻهو پنهنجي گمان ۾ الله کي فريب ڏيڻ چاهن ٿا ٣٦٣ ۽ اهوئي کين غافل ڪري مارينداو ۽ جڏهن

الصَّلٰوةِ قَامُوۡا كُسَالٰى ۙ يُرَآءُوۡنَ النَّاسَ وَلَا يَذۡكُرُوۡنَ اللّٰهَ

نماز تي اٿندا آهن ٣٦٤ ته ڍِلي دل سان ٣٦٥ ماڻهن کي ڏيکاريندا آهن ۽ الله کي ياد نه ڪندا آهن

اِلَّا قَلِيۡلًا ﴿١٤٢﴾ ۙ مُّذَبۡذَبِيۡنَ بَيۡنَ ذٰلِكَ ۖ لَاۤ اِلٰى هٰۤؤُلَاۤءِ وَلَاۤ اِلٰى هٰۤؤُلَاۤءِ ؕ

مگر ٿورو ٣٦٦ وچ ۾ لڏي رهيا آهن ٣٦٧ نه هن طرف نه

وَمَنۡ يُّضۡلِلِ اللّٰهُ فَلَنۡ تَجِدَ لَهٗ سَبِيۡلًا ﴿١٤٣﴾ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا

هن طرف ٣٦٨ ۽ جنهن کي الله گمراهه ڪري ته ان جي واسطي ڪا واٽ نه لهندين. اي ايمان

لَا تَتَّخِذُوا الۡكٰفِرِيۡنَ اَوۡلِيَآءَ مِنۡ دُوۡنِ الۡمُؤۡمِنِيۡنَ ؕ اَتُرِيۡدُوۡنَ

وارؤ ڪافرن کي دوست نه بڻايو مسلمانن کانسواءِ ٣٦٩

اَنۡ تَجۡعَلُوۡا لِلّٰهِ عَلَيۡكُمۡ سُلۡطٰنًا مُّبِيۡنًا ﴿١٤٤﴾ اِنَّ الۡمُنٰفِقِيۡنَ فِى الدَّرۡكِ

چا توهان گهرو ٿا ته پاڻ تي الله جي واسطي صريح حجت قائم ڪريو ٣٧٠ بيشڪ منافق

الۡاَسۡفَلِ مِنَ النَّارِ ۚ وَلَنۡ تَجِدَ لَهُمۡ نَصِيۡرًا ﴿١٤٥﴾ ۙ اِلَّا الَّذِيۡنَ تَابُوۡا وَ

دوزخ جي سڀ کان هيٺين طبقي ۾ آهن ٣٧١ ۽ تون هرگز انهن جو مددگار نه لهندين. مگر اهي جن

اَصۡلَحُوۡا وَاعۡتَصَمُوۡا بِاللّٰهِ وَاَخۡلَصُوۡا دِيۡنَهُمۡ لِلّٰهِ فَاُولٰٓئِكَ مَعَ

توبه ڪئي ٣٧٢ ۽ پاڻ سڌاريائون ۽ الله جي رسي مضبوطيءَ سان پڪڙيائون ۽ پنهنجو دين خالص الله جي واسطي ڪيائون

الۡمُؤۡمِنِيۡنَ ؕ وَسَوۡفَ يُؤۡتِ اللّٰهُ الۡمُؤۡمِنِيۡنَ اَجۡرًا عَظِيۡمًا ﴿١٤٦﴾ مَا يَفۡعَلُ

پوءِ اهي مسلمانن سان گڏ آهن ٣٧٣ ۽ عنقريب الله مسلمانن کي وڏو ثواب ڏيندو. ۽ الله

اللّٰهُ بِعَذَابِكُمۡ اِنۡ شَكَرۡتُمۡ وَاٰمَنۡتُمۡ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ شَاكِرًا عَلِيۡمًا ﴿١٤٧﴾

توهان کي عذاب ڏئي ڇا ڪندو جيڪڏهن توهان حق مڃيو ۽ ايمان آڻيو ۽ الله آهي صلو ڏيندڙ ۽ ڄاڻندڙ.

ع ٢٠ / ١٧

٣٥٩ ۽ انهن کي قِسم قِسم جي حيلن سان روڪيو ۽ انهن جي رازن تي توهان کي آگاهه ڪيو، ته پوءِ هاڻي اسان جي ان سلوڪ جو قدر ڪريو ۽ حصو ڏيو. (اهو منافقن جو حال آهي).

٣٦٠ اي ايمان وارؤ ۽ منافقؤ!

٣٦١ ته مؤمنن کي جنت عطا فرمائيندو ۽ منافقن کي جهنم ۾ داخل ڪندو.

٣٦٢ يعني ڪافر نه مسلمانن کي مٽائي سگهندا، نه حجت ۾ غالب اچي سگهندا.

عالمن هِن آيت مان چند مسئلا ڪڍيا آهن.

١:- ڪافر، مسلمان جو وارث نه آهي.

٢:- ڪافر، مسلمان جي مال تي استيلا حاصل ڪري مالڪ نه ٿو ٿي سگهي.

٣:- ڪافر کي مسلمان غلام جي خريد ڪرڻ جي طاقت نه آهي.

٤:- ذميءَ جي عيوض مسلمان کي قتل نه ڪيو ويندو.

(جمل)

٣٦٣ جو ته حقيقت ۾ ته الله کي فريب ڏيڻ ممڪن نه آهي.

٣٦٤ مؤمنن سان گڏ.

٣٦٥ جو ته ايمان ته آهي ئي نه، جنهن سان طاعت جو ذوق ۽ عبادت جو لطف حاصل ٿئي، صرف رياڪاري آهي. تنهنڪري منافق کي نماز بار معلوم ٿيندي آهي.

٣٦٦ هن طرح ته مسلمانن وٽ هئا ته نماز پڙهيائون ۽ جدا ٿيا ته نه اداڪيائون.

٣٦٧ ڪفر ۽ ايمان جي.

منزل ١

٣٦٨ نه خالص مؤمن، نه چٽا ڪافر. ٣٦٩ هن آيت ۾ مسلمانن کي ٻڌايو ويو ته ڪافرن کي دوست بڻائڻ منافقن جي عادت آهي، توهان ان کان بچو. ٣٧٠ پنهنجي نفاق جي ۽ جهنم جا حقدار ٿي وڃو.

٣٧١ منافق جو عذاب ڪافر کان به زياده آهي، ڇو ته اهو دنيا ۾ اسلام جو اظهار ڪري مجاهدن جي هٿن کان بچيل رهيو آهي ۽ ڪفر جي باوجود مسلمانن کي مغالطو ڏيڻ ۽ اسلام سان ٺٺولي ڪرڻ ان جو شيوو رهيو آهي.

٣٧٢ نفاق کان.

٣٧٣ ٻنهي جهانن ۾.

لَا يُحِبُّ اللّٰهُ الْجَهْرَ بِالسُّوْٓءِ مِنَ الْقَوْلِ اِلَّا مَنْ ظُلِمَ ؕ وَ

الله پسند نہ ٿو ڪري بُري ڳالهہ جي اعلان ڪرڻ کي ۳۷۴ مگر مظلوم ڪان ۳۷۵ ۽

كَانَ اللّٰهُ سَمِيْعًا عَلِيْمًا ﴿۱۴۸﴾ اِنْ تُبْدُوْا خَيْرًا اَوْ تُخْفُوْهُ اَوْ

الله ٻڌي، ڄاڻي ٿو. جيڪڏهن توهان ڪو چڱو ڪم ظاهر ڪيو يا لڪي ڪري يا

تَعْفُوْا عَنْ سُوْٓءٍ فَاِنَّ اللّٰهَ كَانَ عَفُوًّا قَدِيْرًا ﴿۱۴۹﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ

ڪنهن جي بُرائي کي معاف ڪيو ته بيشڪ الله معاف ڪندڙ قدرت وارو آهي ۳۷۶ بيشڪ جيڪي الله

يَكْفُرُوْنَ بِاللّٰهِ وَرُسُلِهٖ وَيُرِيْدُوْنَ اَنْ يُّفَرِّقُوْا بَيْنَ اللّٰهِ وَ

۽ ان جي رسولن کي نٿا مڃين ۽ گهرن ٿا ته الله کان ان جي رسولن کي جدا

رُسُلِهٖ وَيَقُوْلُوْنَ نُؤْمِنُ بِبَعْضٍ وَّنَكْفُرُ بِبَعْضٍ ۙ وَّيُرِيْدُوْنَ

ڪن ۳۷۷ ۽ چون ٿا اسان ڪنهن تي ايمان آندو ۽ ڪنهن جا منڪر ٿيا سين ۳۷۸ ۽ گهرن ٿا

اَنْ يَّتَّخِذُوْا بَيْنَ ذٰلِكَ سَبِيْلًا ﴿۱۵۰﴾ اُولٰٓئِكَ هُمُ الْكٰفِرُوْنَ

ته ايمان ۽ ڪفر جي وچ ۾ ڪا ٻي واٽ ڪڍي وڃن. اهي ئي ٺيڪ پڪا ڪافر آهن ۳۷۹

حَقًّا ۚ وَاَعْتَدْنَا لِلْكٰفِرِيْنَ عَذَابًا مُّهِيْنًا ﴿۱۵۱﴾ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا بِاللّٰهِ

۽ اسان ڪافرن جي واسطي ذلت جو عذاب تيار ڪري رکيو آهي. ۽ جن الله ۽ ان جي سڀني

وَرُسُلِهٖ وَلَمْ يُفَرِّقُوْا بَيْنَ اَحَدٍ مِّنْهُمْ اُولٰٓئِكَ سَوْفَ يُؤْتِيْهِمْ

رسولن تي ايمان آندو ۽ انهن مان ڪنهن تي به ايمان ۾ فرق نہ ڪيائون. انهن کي الله جلدي انهن جو

اُجُوْرَهُمْ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا ﴿۱۵۲﴾ يَسْئَلُكَ اَهْلُ الْكِتٰبِ

ثواب ڏيندو ۳۸۰ ۽ الله بخشڻهار مهربان آهي ۳۸۱ اي محبوب! ڪتابي توکان ۳۸۲ سوال

اَنْ تُنَزِّلَ عَلَيْهِمْ كِتٰبًا مِّنَ السَّمَآءِ فَقَدْ سَاَلُوْا مُوْسٰٓى اَكْبَرَ مِنْ

ٿا ڪن ته تون انهن تي آسمان مان هڪ ڪتاب لاهه ۳۸۳ اهي ته موسىٰ کان انهيءَ کان به وڏو سوال

ذٰلِكَ فَقَالُوْٓا اَرِنَا اللّٰهَ جَهْرَةً فَاَخَذَتْهُمُ الصّٰعِقَةُ بِظُلْمِهِمْ ۚ

ڪري چڪا ۳۸۴ جو چيائون اسان کي الله ظاهر ظهور ڏيکار ته انهن تي ڪڙڪو اچي ڪريو سندن گناهن جي سبب

ثُمَّ اتَّخَذُوا الْعِجْلَ مِنْۢ بَعْدِ مَا جَآءَتْهُمُ الْبَيِّنٰتُ فَعَفَوْنَا عَنْ

پوءِ ڳئون کي وٺي ويٺا ۳۸۵ هن کان پوءِ جو روشن آيتون ۳۸۶ انهن وٽ اچي ويون پوءِ اسان اهو معاف فرمائي ڇڏيو

۳۷۴ يعني ڪنهن جي لڪل حال جو ظاهر ڪرڻ. ان ۾ گلا ۽ چغلي ٻئي، چُغل خوري ۽ عقل منداهو آهي جيڪو پنهنجن عيبن کي ڏسي. هڪ قول هي به آهي ته بُري ڳالهه مان مراد گار آهي.

۳۷۵ جو ان کي جائز آهي ته ظالم جو ظلم بيان ڪري اهو چور يا غصب ڪندڙ جي نسبت چئي سگهي ٿو ته ان منهنجو مال چورايو يا غصب ڪيو.

شان نزول:- هڪ شخص هڪ قوم وٽ مهمان ٿيو هو، تن ان جي چڱيءَ طرح ميزباني نہ ڪئي، جڏهن اهو اتان نڪتو ته انهن جي شڪايت ڪندو نڪتو. ان واقعي جي متعلق هيءَ آيت نازل ٿي. ڪن مفسرن فرمايو ته هيءَ آيت حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جي باري ۾ نازل ٿي. هڪ شخص سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي اڳيان سندن شان مبارڪ ۾ زبان درازي ڪندو رهيو. هن ڪيترائي دفعا ماٺ ڪئي، مگر اهو باز نہ آيو. آخر هڪ دفعي ان کي جواب ڏنائين. ان تي حضور اقدس صلى الله عليه وسلم جن اٿي ڪري ٿيا. حضرت صديق اڪبر عرض ڪيو يارسول الله صلى الله عليه وسلم! هي شخص مون کي برو چوندو رهيو ته حضور جن ڪجهه نہ فرمايو. مان هڪ دفعو جواب ڏنو ته حضور جن اٿي بيٺا. فرمايائون هڪ ملائڪ تنهنجي پاران جواب ڏئي رهيو هو، جڏهن تو جواب ڏنو ته ملائڪ هليو ويو ۽ شيطان اچي ويو. ان جي متعلق هيءَ آيت نازل ٿي.

۳۷۶ توهان ان جي بانهن کي معاف ڪريو، اهو توهان کي معاف فرمائيندو. حديث:- توهان زمين وارن تي رحم ڪريو، آسمان وارو توهان تي رحم فرمائيندو.

۳۷۷ هن طرح ته الله تي ايمان آڻين ۽ ان جي رسولن تي نہ آڻين.

۳۷۸ شان نزول:- هيءَ آيت يهودين ۽ نصرانين جي حق ۾ نازل ٿي جو يهودين حضرت موسىٰ عليه السلام تي ايمان آندو ۽ حضرت عيسىٰ ۽ سيد عالم صلى الله عليهما وسلم جن جو انهن ڪفر ڪيو ۽ نصرانين حضرت عيسىٰ عليه السلام تي ايمان آندو ۽ انهن سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جو ڪفر ڪيو.

۳۷۹ ڪن رسولن تي ايمان آڻڻ انهن کي ڪفر کان نہ ٿو بچائي سگهي، جو ته هڪ نبيءَ جو انڪار به سڀني نبين جي انڪار جي برابر آهي.

۳۸۰ ڪبيره جو مرتڪب به ان ۾ داخل آهي، جو ته الله ۽ ان جي سڀني رسولن تي اهو ايمان رکي ٿو. معتزله ڪبيره وارن جي عذاب جي هميشگيءَ جو عقيدو رکن ٿا. هن آيت سان انهن جي ان عقيدي جو باطل هجڻ ثابت ٿيو.

۳۸۱ مسئلو:- هيءَ آيت فعليه صفات (مغفرت ۽ رحمت) جي قديم هجڻ تي دلالت ڪري ٿي، ڇو ته حدوث جي قائل کي چوڻو پوي ٿو ته الله تعالىٰ (معاذ الله) ازل ۾ غفور ۽ رحيم نہ هو، پوءِ ٿيو. انهن جي ان قول کي هيءَ آيت باطل ڪري ٿي.

۳۸۲ براءِ سرڪشي.

۳۸۳ هڪ ئي ڀيري

شان نزول:- يهودين مان ڪعب بن اشرف ۽ فنخاص بن عازوراءِ سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن کي چيو ته جيڪڏهن توهان نبي آهيو ته اسان وٽ آسمان کان هڪ ئي ڀيري ڪتاب آڻيو، جيئن حضرت موسىٰ عليه السلام توريت آندو هو. اهو سوال انهن جو هدايت جي طلب ۽ اتباع جي لاءِ نہ هو بلڪ سرڪشيءَ ۽ بغاوت ڪان هو. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي.

۳۸۴ يعني اهو سوال انهن جي ڪمال جهالت ڪان آهي ۽ ان قسم جي جهالت ۾ انهن جا ابا ڏاڏا به گرفتار هئا، جيڪڏهن سوال هدايت جي طلب لاءِ هجي ها ته پورو ڪيو وڃي ها مگر اهي ته ڪنهن حال ۾ ايمان آڻڻ وارا نہ هئا.

۳۸۵ ان کي پوڄڻ لڳا.

۳۸۶ توريت ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام جا معجزا، جيڪي الله تعالىٰ جي وحدانيت ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام جي سچائيءَ تي واضح دليل هئا ۽ باوجود ان جي، جو توريت اسان هڪ ئي ڀيري نازل ڪيو هو، ليڪن خوءِ بد ۽ بهانہ بسيار، اطاعت ڪرڻ جي بجاءِ انهن خدا جي ڏسڻ جو سوال ڪيو.

ذٰلِكَ ۚ وَاٰتَيْنَا مُوْسٰى سُلْطٰنًا مُّبِيْنًا ﴿١٥٣﴾ وَرَفَعْنَا فَوْقَهُمُ الطُّوْرَ

۳۸۷ ۽ اسان موسیٰ کي روشن غلبو ڏنو. ۳۸۸ پوءِ اسان انهن تي طور کي کڻي مٿان کيو

بِمِيْثَاقِهِمْ وَقُلْنَا لَهُمُ ادْخُلُوا الْبَابَ سُجَّدًا وَّقُلْنَا لَهُمْ

انهن کان پڪو عهد وٺڻ لاءِ ۽ اسان انهن کي فرمايو ته دروازي ۾ سجد و ڪندي داخل ٿيو ۽ انهن کي فرمايوسين

لَا تَعْدُوْا فِي السَّبْتِ وَاَخَذْنَا مِنْهُمْ مِّيْثَاقًا غَلِيْظًا ﴿١٥٤﴾ فَبِمَا

ته ڇنڇر جي ڏينهن ۾ حد کان نه لنگهو ۳۸۹ اسان انهن کان پڪو واعدو ورتو ۳۹۰ پوءِ اسان انهن

نَقْضِهِمْ مِّيْثَاقَهُمْ وَكُفْرِهِمْ بِاٰيٰتِ اللّٰهِ وَقَتْلِهِمُ الْاَنْۢبِيَآءَ

جي ڪهڙن بد عهدين سبب انهن تي لعنت ڪئي ۽ هن جي ڪري ته انهن الله جي آيتن جو انڪار ڪيو ۳۹۱ ۽ نبين کي ناحق

بِغَيْرِ حَقٍّ وَّقَوْلِهِمْ قُلُوْبُنَا غُلْفٌ ؕ بَلْ طَبَعَ اللّٰهُ عَلَيْهَا بِكُفْرِهِمْ

شهيد ڪيائون ۳۹۲ ۽ انهن جي هن چوڻ تي ته اسان جي دلين تي پردا آهن ۳۹۳ بلڪ الله انهن جي ڪفر جي سبب انهن جي دلين تي مهر لڳائي

فَلَا يُؤْمِنُوْنَ اِلَّا قَلِيْلًا ﴿١٥٥﴾ وَّبِكُفْرِهِمْ وَقَوْلِهِمْ عَلٰى مَرْيَمَ

آهي، سو ايمان نه ٿا آڻين مگر ٿورا. ۽ هن ڪري ته انهن ڪفر ڪيو ۳۹۴ ۽ مريم تي وڏو بهتان مڙهيائون.

بُهْتَانًا عَظِيْمًا ﴿١٥٦﴾ وَّقَوْلِهِمْ اِنَّا قَتَلْنَا الْمَسِيْحَ عِيْسَى ابْنَ مَرْيَمَ

۽ انهن جي هن چوڻ تي ته اسان مسيح عيسیٰ پٽ مريم الله جي رسول کي شهيد ڪيو ۳۹۵

رَسُوْلَ اللّٰهِ ۚ وَمَا قَتَلُوْهُ وَمَا صَلَبُوْهُ وَلٰكِنْ شُبِّهَ لَهُمْ ؕ وَ

۽ آهي هي ته انهن نه ان کي قتل ڪيو ۽ نه ان کي سولي چاڙهيائون بلڪ انهن جي واسطي ان جي صورت جهڙو ٻاهر ڪيو ويو ۳۹۶

اِنَّ الَّذِيْنَ اخْتَلَفُوْا فِيْهِ لَفِيْ شَكٍّ مِّنْهُ ؕ مَا لَهُمْ بِهٖ مِنْ

۽ جيڪي ان جي باري ۾ اختلاف ڪري رهيا آهن ضرور ان بابت شڪ ۾ پيل آهن ۳۹۷ انهن کي ان جي ڪا به خبر ڪانه آهي

عِلْمٍ اِلَّا اتِّبَاعَ الظَّنِّ ۚ وَمَا قَتَلُوْهُ يَقِيْنًا ﴿١٥٧﴾ بَلْ رَّفَعَهُ اللّٰهُ

۳۹۸ مگر گمان جي پيروي ۳۹۹ ۽ يقينًا انهن ان کي قتل نه ڪيو ۴۰۰ بلڪ الله ان کي پنهنجي طرف کڻي ورتو ۴۰۱

اِلَيْهِ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ عَزِيْزًا حَكِيْمًا ﴿١٥٨﴾ وَاِنْ مِّنْ اَهْلِ الْكِتٰبِ اِلَّا

۽ الله غالب آهي حڪمت وارو. ۽ ڪو به ڪتابي اهڙو نه آهي جو پنهنجي موت کان

لَيُؤْمِنَنَّ بِهٖ قَبْلَ مَوْتِهٖ ۚ وَيَوْمَ الْقِيٰمَةِ يَكُوْنُ عَلَيْهِمْ

اڳ ۾ ان تي ايمان نه آڻي ۴۰۲ ۽ قيامت جي ڏينهن اهو ان تي شاهد هوندو

۳۸۷ جڏهن انهن توبه ڪئي. هن ۾ حضور جن جي زماني جي يهودين جي لاءِ توقع آهي ته اهي به توبه ڪن ته الله انهن کي به پنهنجي فضل سان معاف فرمائي.

۳۸۸ اهڙو تسلط عطا فرمايو جو جڏهن پاڻ بني اسرائيلن کي توبه جي لاءِ خود انهن جي پنهنجي قتل جو حڪم ڏنو ته اهي انڪار نه ڪري سگهيا ۽ انهن اطاعت ڪئي.

۳۸۹ يعني مڇيءَ جو شڪار وغيره، جيڪو عمل توهان لاءِ ان ڏينهن حلال نه آهي، نه ڪريو.

سورة بقره ۾ انهن سيني حڪمن جا تفصيل گذري چڪا آهن.

۳۹۰ ته انهن کي جيڪو حڪم ڏنو ويو آهي، سو ڪن ۽ جنهن جي منع ڪئي وئي آهي، تنهن کان پري رهن، پوءِ انهن ان واعدي کي ٽوڙيو.

۳۹۱ جيڪي نبين سڳورن جي صداقت تي دلالت ڪنديون هيون، جيئن حضرت موسیٰ عليه السلام جا معجزا.

۳۹۲ نبين سڳورن جو قتل ڪرڻ ته ناحق ئي آهي ۽ ڪهڙيءَ طرح به حق نه ٿو ٿي سگهي، پر هتي مقصود آهي ته انهن جي ارادي ۾ به انهن کي ان جو ڪو استحقاق نه هو.

۳۹۳ انهيءَ ڪري نصيحت ۽ وعظ، ڪارگر ٿي نه ٿا سگهن.

۳۹۴ حضرت عيسیٰ عليه السلام سان به.

۳۹۵ يهودين دعویٰ ڪئي ته انهن حضرت عيسیٰ عليه السلام کي قتل ڪري ڇڏيو ۽ نصرانين ان جي تصديق ڪئي هئي، پر الله تعالیٰ انهن ٻنهي جي تڪذيب فرمائي ڇڏي.

۳۹۶ جنهن کي انهن قتل ڪيو ان لاءِ خيال ڪندا رهيا ته اهو حضرت عيسیٰ آهي، جيتوڻيڪ انهن جو اهو خيال محض غلط هو.

۳۹۷ ۽ يقين سان نه ٿا چئي سگهن ته اهو مقتول ڪير آهي. ڪي چون ٿا ته اهو مقتول عيسیٰ آهي، ڪي چون ٿا ته چهرو ته عيسیٰ جو آهي پر جسم عيسیٰ جو نه آهي، تنهن ڪري اِهو اُهو نه آهي. انهيءَ تردد ۾ آهن.

۳۹۸ جيڪو حقيقت حال آهي.

۳۹۹ ۽ انڪلون ڪرڻ.

۴۰۰ انهن جي قتل ڪرڻ جي دعویٰ ڪوڙي آهي.



۴۰۱ صحيح ۽ سالم آسمان جي طرف. حديثن ۾ ان جا تفصيل وارد آهن. سورة آل عمران ۾ ان واقعي جو ذڪر گذري چڪو آهي. ۴۰۲ هن آيت جي تفسير ۾ چند قول آهن:

هڪ قول هيءُ آهي ته يهودين ۽ نصرانين کي جڏهن پنهنجي موت جي وقت عذاب جا ملائڪ نظر اچن ٿا ته اهي حضرت عيسیٰ عليه السلام تي ايمان آڻين ٿا، جنهن جو انهن ڪفر ڪيو هو، پر اُن وقت انهن جو ايمان آڻڻ مقبول ۽ معتبر نه آهي.

ٻيو قول هيءُ آهي ته قيامت جي ويجهو جڏهن حضرت عيسیٰ عليه السلام آسمان کان نزول فرمائيندو، اُن وقت جا سمورا ڪتابي مٿانئس ايمان آڻيندا. اُن وقت حضرت عيسیٰ عليه الصلوٰة والتسليمات شريعت محمّديه جي مطابق حڪم ڪندو ۽ انهيءَ دين جي امامن مان هڪ امام جي حيثيت ۾ ٿيندو ۽ نصرانين کي جيڪي ان جي نسبت گمان ڪري رهيا هوندا، تنهن کي ڪوڙو ڪندو، دين محمّديءَ جي اشاعت ڪندو. اُن وقت يهودين ۽ نصرانين کي يا ته اسلام قبول ڪرڻو پوندو يا قتل ڪري اجلايا ويندا. جزيه قبول ڪرڻ جو حڪم حضرت عيسیٰ عليه السلام جي نزول ڪرڻ جي وقت تائين آهي.

ٽيون قول مطابق آيت جي معنیٰ هيءُ آهي ته هر ڪتابي پنهنجي موت کان اڳ سيد عالم صلی الله عليه وسلم جن تي ايمان آڻيندو.

چوٿون قول هيءُ آهي ته الله تعالیٰ تي ايمان آڻيندو پر موت جي وقت جو ايمان مقبول نه آهي ۽ نفعي وارو نه ٿيندو.

شَهِيْدًا ﴿١٥٩﴾ فَبِظُلْمٍ مِّنَ الَّذِيْنَ هَادُوْا حَرَّمْنَا عَلَيْهِمْ
پوءِ يهودين جي وڏي ظلم ٤٠٤ جي سبب اسان اهي ڪي پاڪ شيون جيڪي انهن جي واسطي ف٤٠٣

طَيِّبٰتٍ اُحِلَّتْ لَهُمْ وَ بِصَدِّهِمْ عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ كَثِيْرًا ﴿١٦٠﴾
حلال هيون ف٤٠٥ انهن تي حرام فرمايون جڏهن سين ۽ هن ڪري ته انهن گهڻن کي الله جي راهه کان روڪيو.

وَّاَخْذِهِمُ الرِّبٰوا وَقَدْ نُهُوْا عَنْهُ وَاَكْلِهِمْ اَمْوَالَ النَّاسِ
۽ هن جي ڪري ته اهي وياج وٺندا هئا، حالانڪ انهن کي انهي کان روڪيو ويو هو. ۽ ماڻهن جو مال ناحق کائيندا

بِالْبَاطِلِ ؕ وَ اَعْتَدْنَا لِلْكٰفِرِيْنَ مِنْهُمْ عَذَابًا اَلِيْمًا ﴿١٦١﴾ لٰكِنِ
هئا ف٤٠٦ ۽ انهن مان جيڪي ڪافر ٿيا اسان انهن جي واسطي دردناڪ عذاب تيار ڪري رکيو آهي. پر

الرّٰسِخُوْنَ فِي الْعِلْمِ مِنْهُمْ وَالْمُؤْمِنُوْنَ يُؤْمِنُوْنَ بِمَآ اُنْزِلَ
جيڪي انهن مان علم جا پختا ف٤٠٧ ۽ ايمان وارا آهن اهي ايمان آڻن ٿا ان تي جو اي محبوب اوهان جي طرف نازل

اِلَيْكَ وَمَآ اُنْزِلَ مِنْ قَبْلِكَ وَالْمُقِيْمِيْنَ الصَّلٰوةَ وَالْمُؤْتُوْنَ
ٿيو ۽ جيڪي توهان کان اڳ ۾ نازل ٿيو هو ف٤٠٨ ۽ نماز قائم رکندڙ ۽ زڪوٰة

الزَّكٰوةَ وَالْمُؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ ؕ اُولٰٓئِكَ سَنُؤْتِيْهِمْ
ڏيندڙ آهن ۽ الله ۽ قيامت تي ايمان آڻيندڙ، اهڙن کي عنقريب اسان

اَجْرًا عَظِيْمًا ﴿١٦٢﴾ ع اِنَّآ اَوْحَيْنَآ اِلَيْكَ كَمَآ اَوْحَيْنَآ اِلٰى نُوْحٍ وَّ
وڏو ثواب ڏيندا سين. بيشڪ اي محبوب اسان تنهنجي طرف وحي موڪلي جيئن نوح ۽ ان کان

النَّبِيّٖنَ مِنْ بَعْدِهٖ ۚ وَاَوْحَيْنَآ اِلٰٓى اِبْرٰهِيْمَ وَاِسْمٰعِيْلَ وَ
پوءِ جي نبين کي وحي موڪليو ف٤٠٩ ۽ اسان ابراهيم ۽ اسماعيل

اِسْحٰقَ وَيَعْقُوْبَ وَالْاَسْبَاطِ وَعِيْسٰى وَاَيُّوْبَ وَيُوْنُسَ وَ
۽ اسحاق ۽ يعقوب ۽ انهن جي پٽن ۽ عيسىٰ ۽ ايوب ۽ يونس ۽

هٰرُوْنَ وَسُلَيْمٰنَ ۚ وَاٰتَيْنَا دَاوٗدَ زَبُوْرًا ﴿١٦٣﴾ ۚ وَرُسُلًا قَدْ قَصَصْنٰهُمْ
هارون ۽ سليمان کي وحي موڪلي سون ۽ اسان داؤد کي زبور عطا فرمايو. ۽ رسولن کي جن جو بيان اڳي اسان

عَلَيْكَ مِنْ قَبْلُ وَرُسُلًا لَّمْ نَقْصُصْهُمْ عَلَيْكَ ؕ وَكَلَّمَ اللّٰهُ
توسان ف٤١٠ فرمائي چڪا آهيون ۽ انهن رسولن کي جن جو بيان اسان توسان نه فرمايو ف٤١١ ۽ الله موسىٰ سان



۴۰۳ يعني حضرت عيسىٰ عليه السلام يهودين تي هي شاهدي ڏيندو ته انهن سندس تڪذيب ڪئي ۽ سندس حق ۾ طعنو ڪيو ۽ نصرانين تي هي ته انهن کيس رب بڻايو ۽ خدا جو شريڪ جاتو ۽ ڪتابين مان جيڪي ايمان آڻين انهن جي ايمان جي به پاڻ شاهدي ڏيندو.

۴۰۴ وعدي جو ٽوڙڻ وغيره، جن جو مٿين آيتن ۾ ذڪر ٿي چڪو.

۴۰۵ جن جو سورة انعام جي آيت وَعَلَى الَّذِيْنَ هَادُوْا حَرَّمْنَا ۾ بيان آهي.

۴۰۶ رشوت وغيره حرام طريقن سان.

۴۰۷ مثل حضرت عبدالله بن سلام ۽ سندس ساٿين جي، جيڪي پڪو علم، صاف عقل ۽ ڪامل بصيرت رکندا هئا. تن پنهنجي علم سان دين اسلام جي حقيقت کي جاتو ۽ پنهي جهانن جي سردار صلى الله عليه وسلم جن تي ايمان آندو.

۴۰۸ اڳين نبين تي.

۴۰۹ شان نزول:- يهودين ۽ نصرانين سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن کان جيڪو هي سوال ڪيو هو ته انهن جي لاءِ آسمان کان هڪ ئي ڀيري ڪتاب نازل ڪيو وڃي ته اهي سندن نبوت تي ايمان رکندا. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ انهن تي حجت قائم ڪئي وئي ته حضرت موسىٰ عليه السلام کان سواءِ ڪثرت سان نبي سڳورا آهن، جن مان يارهن جا نالا مبارڪ هتي آيت ۾ بيان فرمايا آهن.

اهل ڪتاب تن سڀني جي نبوت کي مڃين ٿا انهن سڀني سڳورن مان ڪنهن تي هڪ ئي ڀيري ڪتاب نازل نه ٿيو. پوءِ جڏهن ان سبب جي ڪري انهن جي نبوت تسليم ڪرڻ ۾ ڪتابين کي ڪا هٽڪ نه ٿي. ته پوءِ سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي نبوت تسليم ڪرڻ ۾ ڪهڙو عذر آهي. ۽ رسولن جي موڪلڻ مان مقصد خلق جي هدايت ۽ انهن کي الله تعالىٰ جي توحيد ۽ مغفرت جو درس ڏيڻ ۽ ايمان جي تڪميل ۽ عبادت جي طريقي جي تعليم آهي، ڪتاب جي متفرق طور نازل ٿيڻ سان، هيءُ مقصد پوري طرح حاصل ٿئي ٿو ته ٿورو ٿورو آساني سان دل تي ويهندو ويندو آهي. انهيءَ حڪمت کي نه سمجهڻ ۽ اعتراض ڪرڻ وڏي حماقت آهي ۴۱۰ قرآن شريف ۾ نالي وار بڌائي چڪا آهيون. ۴۱۱ ۽ اڃان تائين انهن جي نالن جو تفصيل قرآن پاڪ ۾ ذڪر نه ڪيو ويو آهي.

مُوْسٰى تَكْلِيْمًا ﴿١٦٤﴾ رُسُلًا مُّبَشِّرِيْنَ وَمُنْذِرِيْنَ لِئَلَّا يَكُوْنَ

حقيقتاً ڪلام فرمايو ف٤١٢ رسول خوشخبري ڏيندڙ ف٤١٣ ۽ ڊيڄاريندڙ آهن ف٤١٤ جو رسولن کان پوءِ الله

لِلنَّاسِ عَلَى اللّٰهِ حُجَّةٌۢ بَعْدَ الرُّسُلِ ۗ وَكَانَ اللّٰهُ عَزِيْزًا حَكِيْمًا ﴿١٦٥﴾

وٽ ماڻهن کي ڪو به عذر نه رهي ف٤١٥ ۽ الله غالب حڪمت وارو آهي.

لٰكِنِ اللّٰهُ يَشْهَدُ بِمَآ اَنْزَلَ اِلَيْكَ اَنْزَلَهٗ بِعِلْمِهٖ ۚ وَالْمَلٰٓئِكَةُ

پر اي محبوب الله ان جو شاهد آهي جيڪي انهيءَ توهان جي طرف لاٿو اهو انهيءَ پنهنجي علم سان لاٿو آهي ۽ ملائڪ

يَشْهَدُوْنَ ۗ وَكَفٰى بِاللّٰهِ شَهِيْدًا ﴿١٦٦﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَ

شاهد آهن ۽ الله جي شاهدي ڪافي آهي. اهي جن ڪفر ڪيو ۽ ف٤١٦ الله جي واٽ کان

صَدُّوْا عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ قَدْ ضَلُّوْا ضَلٰلًاۢ بَعِيْدًا ﴿١٦٧﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ

روڪيائون ف٤١٧ بيشڪ اهي پري جي گمراهيءَ ۾ آهن. بيشڪ جن ڪفر ڪيو ف٤١٨

كَفَرُوْا وَظَلَمُوْا لَمْ يَكُنِ اللّٰهُ لِيَغْفِرَ لَهُمْ وَلَا لِيَهْدِيَهُمْ طَرِيْقًا ﴿١٦٨﴾

۽ حد کان لنگهيا ف٤١٩ الله انهن کي هرگز نه بخشيندو ف٤٢٠ نه انهن کي سڌي واٽ ڏيکاريندو

اِلَّا طَرِيْقَ جَهَنَّمَ خٰلِدِيْنَ فِيْهَآ اَبَدًا ۚ وَكَانَ ذٰلِكَ عَلَى اللّٰهِ

مگر جهنم جي واٽ جنهن ۾ هميشه هميشه رهندا ۽ اهو الله تي آسان

يَسِيْرًا ﴿١٦٩﴾ يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ قَدْ جَآءَكُمُ الرَّسُوْلُ بِالْحَقِّ مِنْ رَّبِّكُمْ

آهي. اي انسانو تحقيق توهان وٽ هي رسول ف٤٢١ حق سان توهان جي رب جي طرفان تشريف وٺي آيو

فَاٰمِنُوْا خَيْرًا لَّكُمْ ۚ وَاِنْ تَكْفُرُوْا فَاِنَّ لِلّٰهِ مَا فِى السَّمٰوٰتِ وَ

سو ايمان آڻيو پنهنجي ڀلائيءَ لاءِ ۽ جيڪڏهن توهان ڪفر ڪيو ف٤٢٢ ته بيشڪ الله جو ئي آهي جو ڪجهه آسمانن ۽

الْاَرْضِ ۚ وَكَانَ اللّٰهُ عَلِيْمًا حَكِيْمًا ﴿١٧٠﴾ يٰٓاَهْلَ الْكِتٰبِ لَا تَغْلُوْا

زمين ۾ آهي ۽ الله علم ۽ حڪمت وارو آهي. اي ڪتابيو پنهنجي دين ۾ زيادتي

فِىْ دِيْنِكُمْ وَلَا تَقُوْلُوْا عَلَى اللّٰهِ اِلَّا الْحَقَّ ۚ اِنَّمَا الْمَسِيْحُ عِيْسَى

نه ڪريو ف٤٢٣ ۽ الله تي نه چئو مگر سچ ف٤٢٤ مسيح عيسىٰ پٽ

ابْنُ مَرْيَمَ رَسُوْلُ اللّٰهِ وَكَلِمَتُهٗ ۚ اَلْقٰهَآ اِلٰى مَرْيَمَ وَرُوْحٌ

مريم ف٤٢٥ جو الله جو رسول ئي آهي ۽ ان جو هڪ ڪلمو ف٤٢٦ جو مريم جي طرف موڪليائين ۽ ان جي طرف کان



ف٤١٢ پوءِ جهڙيءَ طرح حضرت موسىٰ عليه السلام سان بي واسطي ڪلام فرمائڻ ٻين نبين سڳورن جي نبوت ۾ قادح نه آهي، جن سان اهڙيءَ طرح ڪلام نه فرمايو ويو. ايئن حضرت عيسىٰ عليه السلام تي ڪتاب جو هڪ ئي ڀيري نازل ٿيڻ ٻين نبين سڳورن جي نبوت ۾ ڪجهه به خلل نه ٿو وجهي سگهي.

ف٤١٣ ثواب جي ايمان آڻڻ وارن کي.

ف٤١٤ عذاب جي ڪفر ڪرڻ وارن کي.

ف٤١٥ ۽ ان چوڻ جو موقعو نه هجي ته جيڪڏهن اسان وٽ رسول اچي ها ته ضرور اسان ان جو حڪم مڃون ها ۽ الله جا مطيع ۽ فرمانبردار هجون ها. هن آيت مان هيءُ مسئلو معلوم ٿئي ٿو ته الله تعالىٰ رسولن جي موڪلڻ کان اڳ مخلوق تي عذاب نه ٿو فرمائي، جيئن ٻئي جاءِ تي ارشاد فرمايائين وَمَا كُنَّا مُعَذِّبِيْنَ حَتّٰى نَبْعَثَ رَسُوْلًا ۽ هي مسئلو به ثابت ٿئي ٿو ته معرفت الاهي، شريعت جي بيان ۽ نبين جي زبان مان ئي حاصل ٿئي ٿي. صرف عقل سان ان منزل تائين پهچڻ نه ٿو ٿئي.

ف٤١٦ سيّد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي نبوت جو انڪار ڪري.

ف٤١٧ حضور سيّد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي نعت ۽ صفت لڪائي ۽ ماڻهن جي دلين ۾ شڪ وجهي (اهو حال يهودين جو آهي).

ف٤١٨ الله سان.

ف٤١٩ الله جي ڪتاب ۾ حضور جن جا اوصاف تبديل ڪري ۽ سندن نبوت جو انڪار ڪري.

ف٤٢٠ جيستائين اهي ڪفر تي قائم رهن يا ڪفر تي مَرن.

ف٤٢١ سيّد عالم صلى الله عليه وسلم.

ف٤٢٢ ۽ سيّد الانبياء حضرت محمّد مصطفىٰ صلى الله عليه وسلم جن جي رسالت جو انڪار ڪريو ته اُن ۾ انهن جو ڪجهه نقصان نه آهي ۽ الله تعالىٰ توهان جي اهڙي ايمان کان بي نياز آهي.

ف٤٢٣ شان نزول:- هيءَ آيت نصرانين جي حق ۾ نازل ٿي، جن جا ڪيترائي فرقا ٿي ويا هئا ۽ هر هڪ حضرت عيسىٰ جي نسبت جدا جدا عقيدو رکندو هو. نسطوري کيس خدا جو پٽ چوندا هئا. مرقوسي چوندا هئا ته اهو ٽن مان ٽيون آهي ۽ هن ڪلمي جي توجيهات ۾ به اختلاف هين، ڪي ٽي اقنوم مڃيندا هئا ۽ چوندا هئا ته پيءُ، پٽ، روح القدس، پيءُ مان ذات، پٽ مان عيسىٰ ۽ روح مان ان جي حلول ڪرڻ واري زندگي مراد وٺندا هئا ۽ انهن ٽنهي کي هڪ ٻڌائيندا هئا. توحيد في التثليث والتثليث في التوحيد جي چڪر ۾ گرفتار هئا. ڪي چوندا هئا ته عيسىٰ ناسوتيت ۽ الوهيت جو جامع آهي. ماءُ جي طرف کان ان ۾ ناسوتيت آئي ۽ پيءُ جي طرفان الوهيت آئي تَعَالَى اللّٰهُ عَمَّا يَقُوْلُوْنَ عُلُوًّا كَبِيْرًا. اها فرقه بندي نصرانين ۾ هڪ يهوديءَ پيدا ڪئي، جنهن جو نالو بولص هو ۽ اُن انهن کي گمراهه ڪرڻ جي لاءِ ان قسم جي عقيدن جي تعليم ڏني. هن آيت ۾ ڪتابين کي هدايت ڪئي وئي ته اهي حضرت عيسىٰ عليه السلام جي باري ۾ افراط ۽ تفريط کان پري رهن. خدا ۽ خدا جو پٽ نه چون ۽ ان جي تنقيص به نه ڪن.

ف٤٢٤ الله جو شريڪ ۽ پٽ به ڪنهن کي نه ٻڌايو ۽ حلول ۽ اتحاد جا عيب به نه لڳايو ۽ ان سچي عقيدي تي رهو ته.

ف٤٢٥ آهي ۽ ان محترم جي لاءِ ان کان سواءِ ڪو نسب نه آهي.

ف٤٢٦ ته ڪُن فرمايائين ۽ اهو بغير پيءُ جي صرف الله تعالىٰ جي امر سان پيدا ٿي ويو.

مِّنْهُ فَاٰمِنُوْا بِاللّٰهِ وَرُسُلِهٖ ۚ وَلَا تَقُوْلُوْا ثَلٰثَةٌ ؕ اِنْتَهُوْا خَيْرًا لَّكُمْ ؕ

هڪ روح ـ الله ۽ ان جي رسولن تي ايمان آڻيو ف ٤٢٧ ۽ ٽي نه چئو ف ٤٢٨ روڪجي وڃو پنهنجي ڀلائي جي

اِنَّمَا اللّٰهُ اِلٰهٌ وَّاحِدٌ ؕ سُبْحٰنَهٗۤ اَنْ يَّكُوْنَ لَهٗ وَلَدٌ ۘ لَهٗ مَا فِي السَّمٰوٰتِ

واسطي ـ الله ئي نه فقط هڪ معبود آهي ف ٤٢٩ اهو پاڪ آهي هن کان جو ڪيس اولاد هجي ـ ان جي واسطي آهي

وَمَا فِي الْاَرْضِ ؕ وَكَفٰى بِاللّٰهِ وَكِيْلًا ﴿١٧١﴾ لَنْ يَّسْتَنْكِفَ الْمَسِيْحُ

جيڪي آسمانن ۾ آهي ۽ جو ڪجھ زمين ۾ آهي ف ٤٣٠ ۽ ڪافي آهي الله . ڪارساز .

اَنْ يَّكُوْنَ عَبْدًا لِّلّٰهِ وَلَا الْمَلٰٓئِكَةُ الْمُقَرَّبُوْنَ ؕ وَمَنْ يَّسْتَنْكِفْ

مسيح الله جي ٻانهي ٻڻجڻ کان نفرت نه ٿو ڪري ف ٤٣١ ۽ نه مقرب

عَنْ عِبَادَتِهٖ وَيَسْتَكْبِرْ فَسَيَحْشُرُهُمْ اِلَيْهِ جَمِيْعًا ﴿١٧٢﴾ فَاَمَّا

ملائڪ ـ جيڪو الله جي بندگي کان نفرت ڪندو ۽ وڏائي ـ ته عنقريب اهو انهن سڀني کي پنهنجي طرف

الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ فَيُوَفِّيْهِمْ اُجُوْرَهُمْ وَ

گڏ ڪندو. ف ٤٣٢ پوءِ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون ـ انهن کي سندن مزدوري پرپور

يَزِيْدُهُمْ مِّنْ فَضْلِهٖ ۚ وَاَمَّا الَّذِيْنَ اسْتَنْكَفُوْا وَاسْتَكْبَرُوْا

ڏيئي پنهنجي فضل سان اجابه انهن کي وڌيڪ ڏيندو ۽ جن ف ٤٣٣ نفرت ۽ وڏائي

فَيُعَذِّبُهُمْ عَذَابًا اَلِيْمًا ۙ وَّلَا يَجِدُوْنَ لَهُمْ مِّنْ دُوْنِ

ڪئي هئي ـ انهن کي دردناڪ سزا ڏيندو . ۽ الله کان سواءِ نه پنهنجو

اللّٰهِ وَلِيًّا وَّلَا نَصِيْرًا ﴿١٧٣﴾ يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ قَدْ جَآءَكُمْ بُرْهَانٌ

ڪو حمايتي لهندا نه مددگار . اي انسانو بيشڪ توهان وٽ توهان جي رب جي طرف کان

مِّنْ رَّبِّكُمْ وَاَنْزَلْنَآ اِلَيْكُمْ نُوْرًا مُّبِيْنًا ﴿١٧٤﴾ فَاَمَّا الَّذِيْنَ

واضح دليل آيو ف ٤٣٤ ۽ اسان توهان جي طرف روشن نور نازل ڪيو. ف ٤٣٥ ته اهي جن الله

اٰمَنُوْا بِاللّٰهِ وَاعْتَصَمُوْا بِهٖ فَسَيُدْخِلُهُمْ فِيْ رَحْمَةٍ مِّنْهُ

تي ايمان آندو ۽ ان جي رسي مضبوط پڪڙيائون ته عنقريب الله انهن کي پنهنجي رحمت ۽ پنهنجي فضل

وَفَضْلٍ ۙ وَّيَهْدِيْهِمْ اِلَيْهِ صِرَاطًا مُّسْتَقِيْمًا ﴿١٧٥﴾ يَسْتَفْتُوْنَكَ ؕ

۾ داخل ڪندو ف ٤٣٦ ۽ انهن کي پنهنجي طرف سڌي واٽ ڏيکاريندو . اي محبوب توکان فتويٰ پڇن ٿا

وقف لازم | ع ٢٣ | ٩ | ٣

ف ٤٢٧ ۽ تصديق ڪريو ته الله واحد آهي ـ پٽن (اولاد) کان پاڪ آهي ۽ ان جي رسولن جي تصديق ڪريو ۽ هن ڳالھ جي ته حضرت عيسيٰ عليه السلام الله جي رسولن مان آهي.

ف ٤٢٨ جيئن نصرانين جو عقيدو آهي ـ جيڪو محض ڪفر آهي.

ف ٤٢٩ ڪو به اُن جو شريڪ نه آهي.

ف ٤٣٠ ۽ سڀني جو مالڪ آهي ۽ جيڪو مالڪ هجي سو پيءُ نه ٿو ٿي سگهي.

ف ٤٣١ شان نزول :- نجران جي نصارن جو هڪ وفد سيّد عالم صلی اللہ علیہ وسلم جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو . تن حضورجن کي چيو ته توهان حضرت عيسيٰ کي الله جو ٻانهو چئي عيب لڳايو ٿا.

حضورجن فرمايو ته حضرت عيسيٰ جي لاءِ اها عار جي ڳالھ نه آهي. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي.

ف ٤٣٢ يعني آخرت ۾ ان تڪبر جي سزا ڏيندو.

ف ٤٣٣ الله جي عبادت بجا آڻڻ کان.

ف ٤٣٤ چٽي دليل مان سيّد عالم صلی اللہ علیہ وسلم جن جي ذات گرامي مراد آهي، جنهن جي صدق تي سندن معجزا شاهد آهن ۽ منڪرن جي عقلن کي حيران ڪري ڇڏين ٿا.

ف ٤٣٥ يعني قرآن پاڪ .

ف ٤٣٦ ۽ جنت ۽ وڏا درجا عطا فرمائيندو .

قُلِ اللّٰهُ يُفْتِيْكُمْ فِي الْكَلٰلَةِ ؕ اِنِ امْرُؤٌا هَلَكَ لَيْسَ لَهٗ وَلَدٌ

تون فرماءِ تہ الله توهان کي فتویٰ ڏي ٿو ڪلاله جي باري ۾ (ف۴۳۷) جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جو انتقال ٿي وڃي جو بي اولاد

وَّلَهٗ اُخْتٌ فَلَهَا نِصْفُ مَا تَرَكَ ۚ وَهُوَ يَرِثُهَاۤ اِنْ لَّمْ يَكُنْ

آهي (ف۴۳۸) ان جي هڪ ڀيڻ هجي تہ ملڪيت ۾ ڀيڻ جو اڌ آهي (ف۴۳۹) ۽ مرد پنهنجي ڀيڻ جو وارث ٿيندو جيڪڏهن

لَّهَا وَلَدٌ ؕ فَاِنْ كَانَتَا اثْنَتَيْنِ فَلَهُمَا الثُّلُثٰنِ مِمَّا تَرَكَ ؕ وَاِنْ

ڀيڻ کي اولاد نہ هجي (ف۴۴۰) پوءِ جيڪڏهن ٻہ ڀينرون آهن تہ ملڪيت ۾ انهن جي واسطي ٻہ ٽهايون آهن ۽ جيڪڏهن

كَانُوْۤا اِخْوَةً رِّجَالًا وَّنِسَآءً فَلِلذَّكَرِ مِثْلُ حَظِّ الْاُنْثَيَيْنِ ؕ

ڀائر ڀينرون هجن مرد بہ ۽ عورتون بہ تہ مرد جو حصو ٻن عورتن جي برابر آهي ۽

يُبَيِّنُ اللّٰهُ لَكُمْ اَنْ تَضِلُّوْا ؕ وَاللّٰهُ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمٌ ﴿۱۷۶﴾

الله توهان جي لاءِ کولي بيان فرمائي ٿو تہ متان توهان گمراهہ نہ ٿي وڃو ۽ الله هر شيءِ جاڻي ٿو

سُوْرَةُ الْمَآئِدَةِ ٥ مَدَنِيَّةٌ ۱۱۲ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ — اٰيَاتُهَا ۱۲۰ رُكُوْعَاتُهَا ۱٦

سورة مائده مدني آهي ۽ هن ۾ — الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان شروع (ف۱) — ۱۲۰ آيتون ۽ ۱٦ رڪوع آهن

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اَوْفُوْا بِالْعُقُوْدِ ؕ اُحِلَّتْ لَكُمْ بَهِيْمَةُ

اي ايمان وارؤ پنهنجا قول پورا ڪريو (ف۲) توهان جي واسطي حلال ٿيا بي زبان جانور

الْاَنْعَامِ اِلَّا مَا يُتْلٰى عَلَيْكُمْ غَيْرَ مُحِلِّي الصَّيْدِ وَاَنْتُمْ حُرُمٌ ؕ

مگر جيڪو توهان کي اڳتي پڙهايو ويندو (ف۳) پر شڪار حلال نہ سمجهو جڏهن توهان احرام ۾ هجو (ف۴)

اِنَّ اللّٰهَ يَحْكُمُ مَا يُرِيْدُ ﴿۱﴾ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تُحِلُّوْا شَعَآئِرَ

بيشڪ الله حڪم فرمائيندو آهي جيڪي گهري. اي ايمان وارؤ حلال نہ ٺاهيو الله جي نشانين کي (ف۵)

اللّٰهِ وَلَا الشَّهْرَ الْحَرَامَ وَلَا الْهَدْيَ وَلَا الْقَلَآئِدَ وَلَاۤ اٰمِّيْنَ

۽ عزت وارن مهينن کي (ف٦) ۽ نہ حرم ڏانهن موڪليل قربانين ۽ نہ ڪي جن جي ڳچي ۾ نشانيون لٽڪيل آهن (ف۸)

الْبَيْتَ الْحَرَامَ يَبْتَغُوْنَ فَضْلًا مِّنْ رَّبِّهِمْ وَرِضْوَانًا ؕ وَاِذَا

۽ نہ انهن جو مال ۽ آبرو جيڪي عزت واري گهر جو ارادو ڪري اچن (ف۹) پنهنجي رب جي مهرباني ۽ رضا ڳولڻ جي واسطي

حَلَلْتُمْ فَاصْطَادُوْا ؕ وَلَا يَجْرِمَنَّكُمْ شَنَاٰنُ قَوْمٍ اَنْ صَدُّوْكُمْ

۽ جڏهن احرام کان نڪرو تہ شڪار ڪري سگهو ٿا (ف۱۰) ۽ توهان کي ڪنهن قوم جي دشمني جو انهن توهان کي مسجد حرام

منزل ٢

ف۴۳۷ ڪلالہ ان کي چوندا آهن جيڪو پاڻ کان پوءِ نہ پيءُ ڇڏي وڃي نہ اولاد.

ف۴۳۸ شان نزول: حضرت جابر بن عبدالله رضی الله عنه کان روايت آهي تہ اهو بيمار رهو تہ رسول ڪريم صلی الله عليه وسلم جن حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنه سان گڏ عيادت جي لاءِ تشريف فرما ٿيا. حضرت جابر بيهوش هو. حضور جن وضو فرمائي، وضوءَ جو پاڻي مٿس وڌو، ان کي هوش آيو، اک کولي تہ ڏنائين تہ حضور جن تشريف فرما آهن. عرض ڪيائين يارسول الله! مان پنهنجي مال جو ڪهڙو انتظام ڪريان، ان تي هيءَ آيت ڪريمہ نازل ٿي (بخاري ۽ مسلم). ابوداؤد جي روايت ۾ هي بہ آهي تہ سيّد عالم صلی الله عليه وسلم جن حضرت جابر رضی الله عنه کي فرمايو اي جابر! منهنجي علم ۾ تنهنجو موت انهيءَ بيماريءَ سان نہ آهي. هن حديث شريف مان چند مسئلا معلوم ٿيا.

ع ۵ ۴ ۲۴

مسئلو:- بزرگن جي وضوءَ جو پاڻي تبرڪ آهي ۽ ان کي شفا جي حاصل ڪرڻ لاءِ استعمال ڪرڻ سنت آهي.

مسئلو:- مريضن جي عيادت ڪرڻ سنت آهي.

مسئلو:- سيّد عالم صلی الله عليه وسلم جن کي الله تعالیٰ غيب جا علوم عطا فرمايا آهن. انهيءَ ڪري حضور سيّد عالم صلی الله عليه وسلم جن کي معلوم هو تہ حضرت جابر رضی الله تعالیٰ عنه جو موت انهيءَ مرض ۾ نہ آهي.

المنزل ۲

ف۴۳۹ جيڪڏهن اها سڳي يا پيءُ شريڪ ڀيڻ هجي.

ف۴۴۰ يعني جيڪڏهن ڀيڻ بي اولاد مُئي ۽ ڀاءُ رهيو تہ اهو ڀاءُ ان جي مال جو وارث ٿيندو ؞ ؞

ف۱ سورة مآئده مديني طيبہ ۾ نازل ٿي، سواءِ آيت اَلْيَوْمَ اَكْمَلْتُ لَكُمْ دِيْنَكُمْ جي، جو اها آيت نائين ذوالحج جي ڏينهن حجة الوداع ۾ نازل ٿي ۽ سيد عالم صلی الله عليه وسلم جن خطبي ۾ ان کي پڙهيو. هن ۾ هڪ سو ويهہ آيتون ۽ ٻارهن هزار چار سو چوهٺ حرف آهن. ف۲ عقود جي معنيٰ ۾ مفسرن جا چند قول آهن: ابن جرير چيو تہ ڪتابين کي خطاب فرمايو ويو آهي، معنيٰ هيءَ آهي تہ اي مؤمن ڪتابيو! مان اڳين ڪتابن ۾ سيدعالم صلی الله عليه وسلم جن تي ايمان آڻڻ ۽ سندن اطاعت ڪرڻ جي متعلق جيڪي توهان کان واعدو ورتا آهن، سي پورا ڪريو. ڪن مفسرن جو قول آهي تہ خطاب مؤمنن کي آهي، انهن کي واعدن جي پوري ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي. حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما فرمايو تہ انهن وعدن مان مراد ايمان ۽ اهي واعدا آهن، جيڪي حرام ۽ حلال جي متعلق قرآن پاڪ ۾ ورتا ويا. ڪن مفسرن جو قول آهي تہ ان ۾ مؤمنن جا هڪٻئي سان معاهدا مراد آهن. ف۳ يعني جن جي حُرمت شريعت ۾ وارد ٿي، انهن کان سواءِ سمورا جانور توهان جي لاءِ حلال ڪيا ويا. ف۴ مسئلو: تہ خشڪيءَ جو شڪار احرام جي حالت ۾ حرام آهي ۽ دريائي شڪار جائز آهي، جيئن هن سورة جي پڇاڙيءَ ۾ ايندو. ف۵ ان جي دين جا معالم معنيٰ هيءَ آهي تہ جيڪي شيون الله فرض ڪيون ۽ جيڪي منع فرمايون، سڀني جي حُرمت جو لحاظ رکو. ف٦ حج جا مهينا، جنگ ڪرڻ جن ۾ جاهليت جي زماني ۾ بہ ممنوع ٿي ۽ اسلام ۾ بہ اهو حڪم باقي رهيو. ف۷ اهي قربانيون. ف۸ عرب جا ماڻهو قربانين (جي جانورن) جي ڳچيءَ ۾ حرم شريف جي وڻن جي ٽارين وغيره مان ڳٽ ناهي وجهندا هئا تہ جيئن ڏسڻ وارا ڄاڻن تہ اهي حرم ڪي موڪليل قربانين جا (جانور) آهن ۽ انهن کي تعرض نہ ڪن. ف۹ حج ۽ عمري ڪرڻ جي لاءِ. شان نزول:- شريح بن هند هڪ مشهور بدبخت هو، سو مديني طيبہ ۾ آيو ۽ سيدعالم صلی الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ حاضر ٿي عرض ڪرڻ لڳو تہ توهان خدا جي مخلوق کي ڇا جي دعوت ڏيو ٿا؟ فرمائون پنهنجي رب تي ايمان آڻڻ ۽ پنهنجي رسالت جي تصديق ڪرڻ ۽ نماز قائم رکڻ ۽ زڪوٰة ڏيڻ جي. چيائين تمام سٺي دعوت آهي. مان پنهنجن سردارن کان راءِ وٺان تہ مان بہ اسلام آڻيندس ۽ انهن کي بہ آڻيندس. اهو چئي هليو ويو. حضور جن اُن جي اچڻ کان اڳ ۾ ئي صحابہ ڪرام کي خبر ڏيئي ڇڏي هئي تہ ربيعہ قبيلي جو هڪ شخص اچڻ وارو آهي، جيڪو شيطاني گفتگو ڪندو. ان جي وڃڻ کان پوءِ حضور جن فرمايو تہ ڪافر جو چهرو وٺي آيو ۽ ٺڳ ۽ بدڪاريءَ واڱر پٺي ڦيرائي ويو. اهو ايمان آڻڻ وارو نہ آهي. اهڙيءَ طرح ان ٺڳي ڪئي ۽ مديني طيبہ مان نڪرندي ان جا جانور ۽ مال وٺي ويو. ٻئي سال يمامہ جي حاجين سان گڏ واپار جو گهڻو سامان ۽ حج جي ڳٽ پيل قربانين (جا جانور) وٺي ڪري حج جي ارادي سان نڪتو. سيدعالم صلی الله عليه وسلم جن پنهنجن صحابن سڳورن سان گڏ تشريف وٺي وڃي رهيا هئا. واٽ ۾ صحابن شريح کي ڏٺو ۽ چاهيو تہ جانور ان کان واپس وٺن. پر رسول ڪريم صلی الله عليه وسلم جن منع فرمايو. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ حڪم ڏنو ويو تہ جنهن جو اهڙو شان هجي، اُن جو بيحرمتي ڪجي. ف۱۰ هي مباح هجڻ جو بيان آهي تہ احرام کان پوءِ شڪار مباح ٿي وڃي ٿو.

عَنِ الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ اَنْ تَعْتَدُوْا ۘ وَتَعَاوَنُوْا عَلَى الْبِرِّ وَ

کان روکيو ھو، زيادتي کرڻ تي نه اُڀاري ڇڏي ف١١ ۽ نيکي ۽ پرهيزگاري تي هڪ ٻئي جي مدد

التَّقْوٰى ۠ وَلَا تَعَاوَنُوْا عَلَى الْاِثْمِ وَالْعُدْوَانِ ۠ وَاتَّقُوا اللّٰهَ ؕ

ڪريو ۽ گناه ۽ زيادتي ۾ هڪ ٻئي کي مدد نه ڏيو ف١٢ ۽ الله کان ڊڄندا رهو، بيشڪ

اِنَّ اللّٰهَ شَدِيْدُ الْعِقَابِ ۝ حُرِّمَتْ عَلَيْكُمُ الْمَيْتَةُ وَ

الله جو عذاب سخت آهي. توهان تي حرام آهي ف١٣ مُڙدار ۽ رت ۽

الدَّمُ وَلَحْمُ الْخِنْزِيْرِ وَمَاۤ اُهِلَّ لِغَيْرِ اللّٰهِ بِهٖ وَالْمُنْخَنِقَةُ

سوئر جو گوشت ۽ اهو جنهن جي ذبح ۾ غير خدا جو نالو پڪاريو ويو هجي ۽ جيڪو گهٽي سان مري ۽ بي ڌار شيءِ سان ماريل

وَالْمَوْقُوْذَةُ وَالْمُتَرَدِّيَةُ وَالنَّطِيْحَةُ وَمَاۤ اَكَلَ السَّبُعُ اِلَّا

۽ جيڪو ڪِري مئو ۽ جنهن کي ڪنهن جانور سڱ سان ماريو ۽ جنهن کي ڪو ڦاڙيندڙ کائي ويو مگر جنهن کي توهان ذبح ڪري ورتو

مَا ذَكَّيْتُمْ ۠ وَمَا ذُبِحَ عَلَى النُّصُبِ وَاَنْ تَسْتَقْسِمُوْا بِالْاَزْلَامِ ؕ

۽ جيڪو ڪنهن بت خاني تي ذبح ڪيو ويو ۽ تير وجهي ورهاست ڪرڻ هي گناه جو ڪم آهي،

ذٰلِكُمْ فِسْقٌ ؕ اَلْيَوْمَ يَئِسَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْ دِيْنِكُمْ فَلَا

اڄ توهان جي دين جي طرف کان ڪافرن جي اميد ختم ٿي ويئي ف١٤ توهان انهن کان نه ڊڄو ۽

تَخْشَوْهُمْ وَاخْشَوْنِ ؕ اَلْيَوْمَ اَكْمَلْتُ لَكُمْ دِيْنَكُمْ وَاَتْمَمْتُ

مون کان ڊڄو، اڄ مان توهان جي واسطي توهان جو دين ڪامل ڪري ڇڏيو ف١٥ ۽ توهان تي پنهنجي نعمت پوري ڪئي ف١٦

عَلَيْكُمْ نِعْمَتِيْ وَرَضِيْتُ لَكُمُ الْاِسْلَامَ دِيْنًا ؕ فَمَنِ اضْطُرَّ

۽ توهان جي واسطي اسلام کي دين پسند ڪيو ف١٧ ته جيڪو بک ۽ اُڃ جي سختي ۾ لاچار هجي من طرح

فِيْ مَخْمَصَةٍ غَيْرَ مُتَجَانِفٍ لِّاِثْمٍ ۙ فَاِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ۝

جو گناه جي طرف نه جهڪي ف١٨ ته بيشڪ الله بخشيندڙ مهربان آهي. اي محبوب توکان پڇن ٿا ته انهن جي واسطي

يَسْئَلُوْنَكَ مَاذَاۤ اُحِلَّ لَهُمْ ؕ قُلْ اُحِلَّ لَكُمُ الطَّيِّبٰتُ ۙ وَمَا عَلَّمْتُمْ مِّنَ الْجَوَارِحِ

ڇا حلال ٿيو، توهان فرمايو ته حلال ڪيون ويون توهان جي واسطي پاڪ شيون ف١٩ ۽ جيڪي شڪاري جانور توهان پاليا

مُكَلِّبِيْنَ تُعَلِّمُوْنَهُنَّ مِمَّا عَلَّمَكُمُ اللّٰهُ ۠ فَكُلُوْا مِمَّاۤ اَمْسَكْنَ

ف٢٠ انهن کي شڪار تي دوڙائيندي جيڪو علم الله توهان کي ڏنو ان مان انهن کي سيکاريندي ته کائو ان مان جيڪو اهي

ف١١ يعني مڪي وارن رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کي ۽ سندن صحابن کي حديبيه جي ڏينهن عمري کان روڪيو، انهن جي ان دشمني واري فعل جو توهان بدلو نه وٺو. ف١٢ ڪن مفسرن فرمايو ته جنهن جو حڪم ڏنو ويو، ان کي بجا آڻڻ بر (چڱائي) ۽ جنهن کان منع فرمايو ويو، ان کي ڇڏي ڏيڻ تقوى (پرهيزگاري) ۽ جنهن جو حڪم ڏنو ويو، ان جو نه ڪرڻ اِثم (گناه) ۽ جنهن کان منع ڪيو ويو، ان جو ڪرڻ عُدوان (زيادتي) چوائي ٿو. ف١٣ آيت اِلَّا مَا يُتْلٰى عَلَيْكُمْ ۾ جيڪو استثناء ذڪر فرمايو ويو هو، هتي ان جو بيان آهي ۽ يارهن شين جي حُرمت جو ذڪر ڪيو ويو آهي. ١:- مُردار، يعني جنهن جانور جي لاءِ شريعت ۾ ذبح جو حڪم هجي، سو بغير ذبح جي مري وڃي. ٢:- وهندڙ خون. ٣:- سوئر جو گوشت ۽ ان جا سمورا اجزا. ٤:- اهو جانور جنهن جي ذبح جي وقت غير خدا جو نالو ورتو ويو هجي، جيئن جاهليت جي زماني جا ماڻهو بتن جي نالن تي ذبح ڪندا هئا، جنهن جانور کي ذبح ته صرف الله جي نالي تي ڪيو ويو هجي مگر ٻين وقتن ۾ اهو غير خدا جي طرف منسوب رهيو هجي، سو حرام نه آهي، جيئن عبدالله جي ڳئون، عقيقي جو ٻڪر، وليمي جو جانور يا اهو جانور، جنهن سان اولياء جي روحن کي ثواب پهچائڻ منظور هجي، ان کي ذبح جي غير وقت ۾ اولياء جي نالن سان نامزد ڪيو وڃي مگر ذبح ان جي فقط الله جي نالي تي هجي، اُن وقت ڪنهن ٻئي جو نالو نه ورتو ويو اهو حلال ۽ طيب آهي. هِن آيت ۾ صرف انهيءَ کي حرام فرمايو ويو آهي، جنهن تي ذبح ڪرڻ جي وقت غير خدا جو نالو ورتو هجي. وهابي، جيڪي ذبح جو قيد نه ٿا لڳائن، اهي آيت جي معنيٰ ۾ غلطي ڪن ٿا ۽ انهن (وهابين) جو قول سڀني معتبر تفسيرن جي خلاف آهي، ۽ خود آيت انهن جي معنيٰ کي نهڻ نٿي ڏئي ڇو ته مَآ اُهِلَّ بِهٖ کي جيڪڏهن ذبح جي وقت سان مقيد نه ڪن ته اِلَّا مَا ذَكَّيْتُمْ جي استثنا ان کي ملحق ٿيندي ۽ جانور جيڪو ذبح جي غير وقت ۾ غير خدا جي نالي سان موسوم رهيو هجي اهو اِلَّا مَا ذَكَّيْتُمْ سان حلال ٿيندو. مطلب ته وهابين کي آيت مان سند آڻڻ جو ڪو چارو نه آهي. ٥:- گهُٽ ڏيئي ماريل جانور. ٦:- اهو جانور جيڪو لٺ، پٿر، پتر، گولي، ڇري يعني بغير ڌار واري شيءَ سان ماريو ويو هجي. ٧:- جيڪو ڪِري مُئو هجي توڙي پهاڙ تان يا کوهه ۾ وغيره. ٨:- اهو جانور جنهن کي ٻئي جانور سڱ هڻي ماريو هجي. ٩:- نائون اهو جنهن کي ڪنهن درندي ٿورو کاڌو هجي ۽ اهو ان زخم جي تڪليف سبب مري ويو هجي، پر جيڪڏهن اهو جانور مرڻ کان اڳي باقاعدي ذبح ڪيو ويو ته حلال آهي. ١٠:- اهو جيڪو پٿر تي عبادت جي خيال سان ذبح ڪيو ويو هجي، جيئن جاهلن ڪعبي شريف جي اندر ٽي سؤ سٺ پٿر (بُت) نصب ڪيا هئا، جن جي اهي عبادت ڪندا هئا ۽ تن لاءِ جانور ذبح ڪندا هئا ۽ ان جي ذبح سان اُنهن جي تعظيم ۽ تقرب جي نيت ڪندا هئا. ١١:- حصي ۽ حڪم معلوم ڪرڻ لاءِ پالوهڻ جاهليت جي زماني جي ماڻهن کي سفر يا جنگ يا واپار يا نڪاح وغيره جا ڪم پيش ايندا هئا ته اهي تن تيرن سان پڪا وجهندا هئا ۽ جيڪو نڪرندو هو، ان مطابق عمل ڪندا هئا ۽ ان کي ٿي حڪم الاهي ڄاڻيندا هئا. تن سڀني جي ممانعت فرمائي ويئي. ف١٤ هيءَ آيت حجة الوداع ۾ نائين ذوالحج جي ڏينهن (جيڪو جمعي جو هو) عصر جي نماز کان پوءِ نازل ٿي. معنيٰ هيءَ آهي ته ڪافر توهان جي دين تي غالب اچڻ کان مايوس ٿي ويا. ف١٥ ۽ امور تڪليفيه ۾ حرام ۽ حلال جا جيڪي احڪام آهن اهي ۽ قياس جا سمورا قاعدا مڪمل ڪري ڇڏيا. انهيءَ ڪري هِن آيت جي نزول کان پوءِ حلال ۽ حرام جي بيان جي ڪا آيت نازل ٿي، جيتوڻيڪ وَاتَّقُوْا يَوْمًا تُرْجَعُوْنَ فِيْهِ اِلَى اللّٰهِ نازل ٿي مگر اها وعظ ۽ نصيحت جي آهي. ڪن مفسرن جو قول آهي ته دين ڪامل ڪرڻ جي معنيٰ اسلام کي غالب ڪرڻ آهي، جنهن جو اهو اثر آهي ته حجة الوداع ۾ جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي ته ڪو مُشرڪ مسلمانن سان گڏ حج ۾ شريڪ نه ٿي سگهيو. هڪ قول مطابق معنيٰ هيءَ آهي ته مان توهان کي دُشمن کان امن ڏنو. هڪ قول هيءَ آهي ته دين جو مڪمل ڪرڻ هيءَ آهي ته اهو اڳين شريعتن وانگر منسوخ نه ٿيندو، بلڪ قيامت تائين باقي رهندو. شان نزول:- بخاري ۽ مسلم شريف جي حديث ۾ آهي ته حضرت عمر رضي الله تعالیٰ عنه وٽ هڪ يهودي آيو ۽ چيائين ته اي اميرالمؤمنين! توهان جي ڪتاب ۾ هڪ اهڙي آيت آهي، جيڪڏهن اها اسان يهودين تي نازل ٿئي ها ته اسان نزول جي ڏينهن عيد ملهايون ها. فرمايائين ڪهڙي؟ ان آيت اَلْيَوْمَ اَكْمَلْتُ لَكُمْ پڙهي. پاڻ فرمايائين مان ان ڏينهن کي ڄاڻان ٿو، جنهن ۾ اها نازل ٿي هئي ۽ ان جي نزول جي مقام کي به سڃاڻان ٿو، اهو عرفات جو مقام هو ۽ جمعي جو ڏينهن. هِن مان سندس مراد هيءَ هئي ته اهو ڏينهن اسان جي لاءِ عيد آهي. ترمذي شريف ۾ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت ٿيل آهي ته ڪيس به هڪ يهودي ايئن ئي چيو. پاڻ فرمايائين ته جنهن ڏينهن اها نازل ٿي، اُن ڏينهن ٻه عيدون هيون، جمعو ۽ عرفه. مسئلو: هِن مان معلوم ٿيو ته ڪنهن ديني ڪاميابيءَ جي ڏينهن ۾ خوشيءَ جو ڏينهن ملهائڻ جائز ۽ صحابه ڪرام کان ثابت آهي ورنه حضرت عمر ۽ ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهم صاف فرمائي ڇڏين ها ته جنهن ڏينهن ڪنهن خوشيءَ جو واقعو ٿئي، ان جو يادگار قائم ڪرڻ ۽ ان ڏينهن کي عيد ملهائڻ اسان بدعت ڄاڻون ٿا. هِن مان ثابت ٿيو ته عيد ميلاد ملهائڻ جائز آهي، ڇو ته اها الله جي وڏين نعمتن جي يادگار ۽ شڪرگذاري

عَلَيْكُمْ وَاذْكُرُوا اسْمَ اللّٰهِ عَلَيْهِ وَاتَّقُوا اللّٰهَ اِنَّ اللّٰهَ سَرِيْعُ

ماري توهان جي واسطي رهڻ ڏين ۽ ان تي الله جو نالو وٺو ۽ الله کان ڊڄندا رهو. بيشڪ الله کي

الْحِسَابِ ﴿٤﴾ اَلْيَوْمَ اُحِلَّ لَكُمُ الطَّيِّبٰتُ وَطَعَامُ الَّذِيْنَ اُوْتُوا

حساب ڪندي دير نه لڳندي آهي. اڄ توهان جي واسطي پاڪ شيون حلال ٿيون ۽ ڪتابين جو کاڌو توهان جي

الْكِتٰبَ حِلٌّ لَّكُمْ وَطَعَامُكُمْ حِلٌّ لَّهُمْ وَالْمُحْصَنٰتُ مِنَ

واسطي حلال آهي ۽ توهان جو کاڌو انهن جي واسطي حلال آهي ۽ مسلمان پرهيزگار

الْمُؤْمِنٰتِ وَالْمُحْصَنٰتُ مِنَ الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْكِتٰبَ مِنْ

عورتون ۽ پرهيزگار عورتون انهن مان جن کي توهان کان اڳ ۾ ڪتاب

قَبْلِكُمْ اِذَآ اٰتَيْتُمُوْهُنَّ اُجُوْرَهُنَّ مُحْصِنِيْنَ غَيْرَ مُسٰفِحِيْنَ

مليو جڏهن توهان انهن کي سندن مهر ڏيو قيد ۾ آڻيندي نه مستي ڪڍندي

وَلَا مُتَّخِذِيْٓ اَخْدَانٍ وَمَنْ يَّكْفُرْ بِالْاِيْمَانِ فَقَدْ حَبِطَ

۽ نه دوست ناهيندي ۽ جيڪو مسلمان مان ڪافر ٿيو ان جا سمورا اعمال چٽ

عَمَلُهٗ وَهُوَ فِي الْاٰخِرَةِ مِنَ الْخٰسِرِيْنَ ﴿٥﴾ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا

ٿي ويا ۽ اهو آخرت ۾ نقصان وارو آهي. اي ايمان وارو

اِذَا قُمْتُمْ اِلَى الصَّلٰوةِ فَاغْسِلُوْا وُجُوْهَكُمْ وَاَيْدِيَكُمْ اِلَى

جڏهن نماز جي واسطي اٿڻ جو ارادو ڪيو ته پنهنجو منهن ڌوئو ۽ ٺونٺين تائين هٿ

الْمَرَافِقِ وَامْسَحُوْا بِرُءُوْسِكُمْ وَاَرْجُلَكُمْ اِلَى الْكَعْبَيْنِ وَاِنْ

۽ مٿي جي مسح ڪيو ۽ پيرڏين تائين پير ڌوئو ۽ جيڪڏهن

كُنْتُمْ جُنُبًا فَاطَّهَّرُوْا وَاِنْ كُنْتُمْ مَّرْضٰٓى اَوْ عَلٰى سَفَرٍ اَوْ جَآءَ

توهان کي غسل جي ضرورت هجي ته خوب پاڪائي ڪري وٺو ۽ جيڪڏهن توهان بيمار هجو يا سفر ۾ هجو يا

اَحَدٌ مِّنْكُمْ مِّنَ الْغَآئِطِ اَوْ لٰمَسْتُمُ النِّسَآءَ فَلَمْ تَجِدُوْا مَآءً

ڪو قضا حاجت کان آيو يا توهان عورتن سان صحبت ڪئي ۽ انهن صورتن ۾ پاڻي نه

فَتَيَمَّمُوْا صَعِيْدًا طَيِّبًا فَامْسَحُوْا بِوُجُوْهِكُمْ وَاَيْدِيْكُمْ

لڌو ته پاڪ مٽي سان تيمم ڪريو ته پنهنجي منهن ۽ هٿن جي ان سان مسح ڪريو

آهي. ١٦ مڪ مڪرمه فتح فرمائي. ١٧ ته ان کان سواءِ ٻيو ڪو دين قبول نه آهي. ١٨ معنيٰ هي آهي ته مٿي حرام شين جو بيان ڪيو ويو آهي، پر جڏهن ڪاڻ پيئڻ لاءِ ڪا حلال شيءِ حاصل نه ٿئي ۽ بُک ۽ اُڃ جي سختي سان جان ٻي ساهه ۾ وڃي ته ان وقت جان بچائڻ لاءِ ضرورت آهر ڪائڻ پيئڻ جي اجازت آهي، اهڙي نموني جو گناهه جي طرف مائل نه ٿئي، يعني ضرورت کان وڌيڪ نه کائي ۽ ضرورت ايتري قدر کائڻ سان پوري ٿي وڃي ٿي، جنهن سان جان جو خطرو ختم ٿي وڃي. ١٩ جن جي حُرمت قرآن، حديث، اجماع ۽ قياس کان ثابت نه آهي. هڪ قول هيءُ آهي ته طيبات اهي شيون آهن، جن کي عرب ۽ سليم الطبع ماڻهو پسند ڪن ٿا ۽ خبيث اهي شيون آهن، جن کان سليم طبيعتون نفرت ڪن ٿيون. مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته ڪنهن شيءِ جي حُرمت تي دليل نه هجڻ ان جي حلال هجڻ لاءِ ڪافي آهي. شان نزول:- هيءُ آيت عدي بن حاتم ۽ زيد بن مهلهل جي حق ۾ نازل ٿي، جن جو نالو رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن زيد الخير رکيو هو. انهن ٻنهي صاحبن عرض ڪيو يا رسول الله صلى الله عليه وسلم! اسان ڪُتي ۽ باز جي ذريعي شڪار ڪريون ٿا، ڇا! اهو اسان لاءِ حلال آهي؟ ان تي اها آيت نازل ٿي. ٢٠ تو ڙي اهي درندن مان هجن. مثل ڪُتي ۽ چيتي جي يا شڪاري پرندن مان مثل شڪرو، باز ۽ شاهين وغيره جي. جڏهن انهن کي هن طرح سيکاريو وڃي ته جيڪي شڪار ڪن، اُن مان نه کائن ۽ جڏهن شڪاري انهن کي ڇڏي، تڏهن شڪار تي وڃن ۽ جڏهن سڏي ته واپس اچن، اهڙي شڪاري جانورن کي معلم چوندا آهن. ٢١ ۽ پاڻ ان مان نه کائن. ٢٢ آيت مان جيڪو فائدو حاصل ٿئي ٿو، تنهن جو خلاصو هي آهي ته جنهن شخص ڪتو يا شڪرو وغيره ڪو شڪاري جانور شڪار تي ڇڏيو ته ان جو شڪار هنن شرطن سان حلال آهي ١. شڪاري جانور مسلمان جو هجي ۽ سيکاريل. ٢. ان شڪار کي زخم لڳائي ماريو هجي. ٣. شڪاري جانور کي بسم الله، الله اڪبر چئي ڇڏيو هجي. ٤:- جيڪڏهن شڪاري وٽ شڪار زنده پهتو هجي ته پوءِ ان کي بسم الله، الله اڪبر چئي ذبح ڪري. جيڪڏهن انهن شرطن مان ڪو شرط نه لڌو ته حلال نه ٿيندو. مثلاً؛ جيڪڏهن شڪاري جانور سيکاريل نه هجي يا اُن زخم نه ڪيو هجي يا شڪار تي ڇڏڻ وقت بسم الله، الله اڪبر نه پڙهيو ويو هجي يا شڪار زنده پهتو هجي پر اُن کي ذبح نه ڪيو ويو هجي يا معلم سان گڏ غير معلم شڪار ۾ شريڪ ٿي ويو هجي يا اهڙو شڪاري جانور شريڪ ٿي ويو هجي، جنهن کي ڇڏڻ وقت بسم الله، الله اڪبر نه پڙهيو ويو هجي يا اهو شڪاري جانور



مجوسي ڪافر جو هجي، انهن صورتن ۾ اهو شڪار حرام آهي. مسئلو:- تير سان شڪار ڪرڻ جو به اهو ئي حڪم آهي. جيڪڏهن بسم الله، الله اڪبر چئي تير هنيائين، ان سان جانور زخمي ٿي مري ويو ته حلال آهي، پر جيڪڏهن نه مُئو ته ٻيهر ان کي بسم الله، الله اڪبر پڙهي ذبح ڪري. جيڪڏهن ان تي بسم الله نه پڙهيائين يا تير جو زخم ان کي نه رسيو يا زنده لڌڻ کان پوءِ به اُن کي ذبح نه ڪيائين ته انهن سڀني صورتن ۾ حرام آهي. ٢٣ يعني انهن جا ذبح ٿيل. مسئلو:- مسلمان ۽ ڪتابي جو ذبح ٿيل حلال آهي تو ڙي اهو مرد هجي يا عورت يا ٻار. ٢٤ نڪاح ڪرڻ ۾ عورت جي پاڪدامني جو لحاظ مستحب آهي پر نڪاح جي صحيح هجڻ جي لاءِ شرط نه آهي. ٢٥ نڪاح ڪري. ٢٦ ناجائز طريقي شاستي ڪئي مان مراد پڌري زنا ڪرڻ ۽ آشنا بڻائڻ مان پوشيده زنا مراد آهي. ٢٧ جو ته مرتد ٿيڻ سان سمورا عمل بيڪار ٿي وڃن ٿا. ٢٨ ۽ توهان بي وضو هجو ته پوءِ توهان تي وضو فرض آهي ۽ وضوءَ جا فرض هي چار آهن، جيڪي اڳتي بيان ڪيا وڃن ٿا. فائدو:- سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن ۽ سندن صحابه ڪرام هر نماز جي لاءِ تازي وضوءَ جا عادي هئا، جيتوڻيڪ هڪ وضوءَ سان به گهڻيون نمازون، فرض ۽ نفل درست آهن، مگر هر نماز جي لاءِ نئون وضو ڪرڻ وڌيڪ برڪت ۽ ثواب جو موجب آهي. ڪن مفسرن جو قول آهي ته اسلام جي شروعات ۾ هر نماز جي لاءِ جدا وضو ڪرڻ فرض هو، بعد ۾ منسوخ ڪيو ويو ۽ جيستائين حدث واقع نه ٿئي هڪ ئي وضوءَ سان فرض ۽ نفل سڀني جو ادا ڪرڻ جائز ٿيو. ٢٩ نو ٺين به ڌوئڻ جي حڪم ۾ آهن، جيئن حديث مان ثابت آهي، جمهور انهيءَ تي آهن. ٣٠ مٿي جو چوٿون حصو مسح فرض آهي. اهو مقدار مغيره جي حديث مان ثابت آهي ۽ اها حديث آيت جو بيان آهي. ٣١ هي وضوءَ جو چوٿون فرض آهي. حديث صحيح ۾ آهي: سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن ڪن ماڻهن کي پيرن جي مسح ڪندي ڏٺو ته ڪين منع فرمايائون ۽ عطا کان مروي آهي، سو قسم سان فرمائي ٿو ته منهنجي علم ۾ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جي صحابه ڪرام مان ڪنهن به وضوءَ ۾ پيرن جي مسح نه ڪئي. ٣٢ مسئلو: جنابت سان ڪامل پاڪائي لازم ٿئي ٿي. جنابت ڪڏهن سجاڳي ۾ مرد توڙي عورت شهوت سان گڏ انزال جي ڪري ٿئي ٿي ۽ ڪڏهن ننڊ ۾ احتلام سان، جنهن کان پوءِ اثر لڌو وڃي، ايستائين جو جيڪڏهن خواب ياد آيو، مگر آلاڻ نه لڌائين ته غسل واجب نه ٿيندو ۽ ڪڏهن ٻنهي واٽن مان ڪنهن ۾ حشفه جي دخول سان فاعل ۽ مفعول ٻنهيءَ جي حق ۾ توڙي انزال ٿئي يا نه ٿئي. اهي سموريون صورتون

مِّنْهُ مَا يُرِيْدُ اللّٰهُ لِيَجْعَلَ عَلَيْكُمْ مِّنْ حَرَجٍ وَّلٰكِنْ يُّرِيْدُ
الله نٿو چاهي ته توهان تي تنگي رکي هائو چاهي ٿو ته توهان کي خوب
لِيُطَهِّرَكُمْ وَلِيُتِمَّ نِعْمَتَهٗ عَلَيْكُمْ لَعَلَّكُمْ تَشْكُرُوْنَ ⑥ وَ
پاڪ ڪري ۽ پنهنجي نعمت توهان تي پوري ڪري ته من توهان احسان مڃو.
اذْكُرُوْا نِعْمَةَ اللّٰهِ عَلَيْكُمْ وَمِيْثَاقَهُ الَّذِيْ وَاثَقَكُمْ بِهٖۤ
۽ ياد ڪريو الله جو احسان پاڻ تي ۳۳ ۽ اهو واعدو جو ان توهان کان ورتو ۳۴
اِذْ قُلْتُمْ سَمِعْنَا وَاَطَعْنَا٘ وَاتَّقُوا اللّٰهَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَلِيْمٌۢ بِذَاتِ
جڏهن جو توهان چيو اسان ٻڌو ۽ مڃيو ۳۵ ۽ الله کان ڊڄو، بيشڪ الله دلين جي ڳالهه
الصُّدُوْرِ ⑦ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا كُوْنُوْا قَوّٰمِيْنَ لِلّٰهِ شُهَدَآءَ
ڄاڻي ٿو. اي ايمان وارؤ الله جي حڪم تي خوب قائم ٿي وڃو انصاف سان شاهدي
بِالْقِسْطِ ز وَلَا يَجْرِمَنَّكُمْ شَنَاٰنُ قَوْمٍ عَلٰۤى اَلَّا تَعْدِلُوْا ؕ
ڏيندي ۳۶ ۽ توهان کي ڪنهن قوم جي دشمني هن تي نه اڀاري جو توهان بي انصافي ڪريو
اِعْدِلُوْا قف هُوَ اَقْرَبُ لِلتَّقْوٰى ز وَاتَّقُوا اللّٰهَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ خَبِيْرٌۢ
انصاف ڪريو، اهو پرهيزگاري کي وڌيڪ ويجهو آهي ۽ الله کان ڊڄو، بيشڪ الله کي توهان جي ڪمن جي
بِمَا تَعْمَلُوْنَ ⑧ وَعَدَ اللّٰهُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ ۙ
خبر آهي. ايمان واري نيڪوڪارن سان الله جو واعدو آهي ته انهن جي واسطي
لَهُمْ مَّغْفِرَةٌ وَّاَجْرٌ عَظِيْمٌ ⑨ وَالَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَكَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَاۤ
بخشش ۽ وڏو ثواب آهي. ۽ اهي جن ڪفر ڪيو ۽ اسان جي آيتن کي ڪوڙو سمجهيائون ته
اُولٰٓئِكَ اَصْحٰبُ الْجَحِيْمِ ⑩ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اذْكُرُوْا نِعْمَتَ
اهي ئي دوزخ وارا آهن. ۳۷ اي ايمان وارؤ الله جو احسان پاڻ تي ياد
اللّٰهِ عَلَيْكُمْ اِذْ هَمَّ قَوْمٌ اَنْ يَّبْسُطُوْۤا اِلَيْكُمْ اَيْدِيَهُمْ فَكَفَّ
ڪريو جڏهن هڪڙي قوم ارادو ڪيو جو توهان تي هٿ ڊگهيرن پوءِ ان انهن جا
اَيْدِيَهُمْ عَنْكُمْ ج وَاتَّقُوا اللّٰهَ ؕ وَعَلَى اللّٰهِ فَلْيَتَوَكَّلِ الْمُؤْمِنُوْنَ ⑪ ع
هٿ توهان کان روڪي ورتا ۳۸ ۽ الله کان ڊڄو ۽ الله تي مسلمانن کي ڀروسو ڪرڻ گهرجي

جنابت ۾ داخل آهن. انهن سان غسل واجب ٿي وڃي ٿو.

مسئلو:- حيض ۽ نفاس سان به غسل لازم ٿئي ٿو. حيض جو مسئلو سورة بقره ۾ گذري ويو ۽ نفاس جو موجب غسل هجڻ اجماع کان ثابت آهي. تيمم جو بيان سورة نساء ۾ گذري چڪو.

۳۳ جو توهان کي مسلمان ڪيائين.

۳۴ نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن سان بيعت ڪرڻ وقت عقبه جي رات ۽ بيعتِ رضوان ۾.

۳۵ نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جو هر حڪم هر حال ۾.

۳۶ هن طرح ته قرابت ۽ عداوت جو ڪو اثر توهان کي عدل کان نه هٽائي سگهي.

۳۷ هيءَ آيت نص قاطع آهي هن تي، ته باه جي هميشگي ڪافرن کان سواءِ ٻئي ڪنهن تي نه آهي (خازن).

۳۸ شانِ نزول:- هڪ دفعي نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن هڪ جاءِ ۾ قيام فرمايو. صحابه جدا جدا وڻن جي ڇانوَ ۾ آرام ڪرڻ لڳا. سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن پنهنجي تلوار هڪ وڻ ۾ ٽنگي ڇڏي. هڪ اعرابي موقعو وٺي اچي تلوار ڪڍي حضور جن کي چوڻ لڳو اي محمّد! هاڻي توهان کي، مون کان ڪير بچائيندو؟ حضور جن فرمايو الله. انهيءَ تي حضرت جبرئيل اچي اُن جي هٿان تلوار ڪيرائي ڇڏي، پوءِ نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن تلوار ڪڍي فرمايو، هاڻي تو کي، مون کان ڪير بچائيندو؟ چوڻ لڳو ڪو به نه، مان شاهدي ڏيان ٿو ته الله کان سواءِ ڪو معبود نه آهي ۽ شاهدي ڏيان ٿو ته محمّد مصطفىٰ صلى الله عليه وسلم الله جا رسول آهن. (تفسير ابو السعود).

وَلَقَدْ اَخَذَ اللّٰهُ مِيْثَاقَ بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ ۚ وَبَعَثْنَا مِنْهُمُ

۽ بيشڪ الله بني اسرائيل کان عهد ورتو ۳۹ ۽ اسان انهن مان ٻارهن

اثْنَيْ عَشَرَ نَقِيْبًا ؕ وَقَالَ اللّٰهُ اِنِّيْ مَعَكُمْ ؕ لَئِنْ اَقَمْتُمُ الصَّلٰوةَ

سردار قائم ڪيا ۴۰ ۽ الله فرمايو بيشڪ مان ۴۱ توهان ساڻ آهيان ضرور جيڪڏهن توهان نماز قائم رکو ۽

وَاٰتَيْتُمُ الزَّكٰوةَ وَاٰمَنْتُمْ بِرُسُلِيْ وَعَزَّرْتُمُوْهُمْ وَاَقْرَضْتُمُ

زڪوات ڏيو ۽ منهنجي رسولن تي ايمان آڻيو ۽ انهن جي تعظيم ڪريو ۽ الله کي قرض حسنه ڏيو ۴۲

اللّٰهَ قَرْضًا حَسَنًا لَّاُكَفِّرَنَّ عَنْكُمْ سَيِّاٰتِكُمْ وَلَاُدْخِلَنَّكُمْ

بيشڪ مان توهان جا گناهه لاهي ڇڏيندس ۽ ضرور توهان کي باغن ۾ وٺي

جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ ۚ فَمَنْ كَفَرَ بَعْدَ ذٰلِكَ مِنْكُمْ

ويندس جن جي هيٺان نهرون جاري آهن ان کان پوءِ جيڪو توهان مان ڪفر ڪري

فَقَدْ ضَلَّ سَوَآءَ السَّبِيْلِ ﴿۱۲﴾ فَبِمَا نَقْضِهِمْ مِّيْثَاقَهُمْ

اهو ضرور سڌي واٽ کان ڀٽڪي ويو. ۴۳ ته انهن جي ڪهڙين بد عهدين ۴۴ تي

لَعَنّٰهُمْ وَجَعَلْنَا قُلُوْبَهُمْ قٰسِيَةً ۚ يُحَرِّفُوْنَ الْكَلِمَ عَنْ

اسان انهن تي لعنت ڪئي ۽ انهن جون دليون سخت ڪري ڇڏيون الله جي ڪلمن ۴۵ کي انهن جاين کان بدلي

مَّوَاضِعِهٖ ۙ وَنَسُوْا حَظًّا مِّمَّا ذُكِّرُوْا بِهٖ ۚ وَلَا تَزَالُ تَطَّلِعُ عَلٰى

ڇڏين ٿا ۽ وساري ويٺا گهڻو حصو انهن نصيحتن جو جيڪي انهن کي ڏنيون ويون ۴۶ تون هميشه انهن جي هڪ

خَآئِنَةٍ مِّنْهُمْ اِلَّا قَلِيْلًا مِّنْهُمْ فَاعْفُ عَنْهُمْ وَاصْفَحْ ؕ اِنَّ

نه هڪ خيانت تي واقف ٿيندو رهندين ۴۷ سواءِ ٿورڙن جي ۴۸ پوءِ انهن کي معاف ڪر ۽ انهن کان درگذر ڪر ۴۹

اللّٰهَ يُحِبُّ الْمُحْسِنِيْنَ ﴿۱۳﴾ وَمِنَ الَّذِيْنَ قَالُوْٓا اِنَّا نَصٰرٰٓى

بيشڪ احسان وارا الله کي محبوب آهن ۰ ۽ اهي جن دعوىٰ ڪئي ته اسان نصاريٰ آهيون

اَخَذْنَا مِيْثَاقَهُمْ فَنَسُوْا حَظًّا مِّمَّا ذُكِّرُوْا بِهٖ ۠ فَاَغْرَيْنَا بَيْنَهُمُ

اسان انهن کان واعدو ورتو ۵۰ پوءِ اهي وساري ويٺا وڏو حصو نصيحتن جو ۵۱ پوءِ اسان انهن جي وچ ۾

الْعَدَاوَةَ وَالْبَغْضَآءَ اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ ؕ وَسَوْفَ يُنَبِّئُهُمُ

قيامت جي ڏينهن تائين وير ۽ بغض وجهي ڇڏيو ۵۲ ۽ جلدي الله انهن کي

۳۹ ته الله جي عبادت ڪندا، ان سان ڪنهن کي شريڪ نه ڪندا، توريت جي احڪامن جي تابعداري ڪندا.

۴۰ هر ٽولي تي هڪ سردار جيڪو پنهنجي قوم جو ذميوار هجي ته اهي واعدا پورا ڪندا ۽ حڪم تي هلندا.

۴۱ مدد ۽ نصرت سان.

۴۲ يعني ان جي واٽ ۾ خرچ ڪريو.

۴۳ واقعو هي هو ته الله تعالىٰ حضرت موسىٰ عليه السلام سان واعدو فرمايو هو ته اُن کي ۽ سندس قوم کي مقدس زمين جو وارث بڻائيندو جنهن ۾ ڪنعاني جبار رهندا هئا. پوءِ فرعون جي هلاڪت کان پوءِ حضرت موسىٰ عليه السلام کي حڪم الاهي ٿيو ته بني اسرائيلن کي مقدس زمين جي طرف وٺي وڃ، مان ان کي توهان جي لاءِ گهر ۽ قرار بڻايو آهي ته اوڏانهن وڃو ۽ جيڪي دشمن اُتي آهن، تن سان جهاد ڪريو، مان توهان جي مدد فرمائيندس. ۽ اي موسىٰ! تون پنهنجي قوم جي هر هڪ ٽولي مان هڪ هڪ سردار بڻاءِ، اهڙي طرح ٻارهن سردار مقرر ڪر، هر هڪ انهن مان پنهنجي قوم جي حڪم مڃڻ ۽ واعدي پوري ڪرڻ جو ذميدار هجي.

حضرت موسىٰ عليه السلام سردار مقرر ڪري بني اسرائيلن کي وٺي روانو ٿيو. اريحا جي ويجهو پهتا ته انهن نقيبن کي احوال معلوم ڪرڻ لاءِ موڪليائين. اُتي انهن ڏٺو ته ماڻهو تمام وڏي جسم وارا ۽ نهايت طاقت ور ۽ تندرست، هيبت ۽ شوڪت وارا آهن. اهي انهن کان هيبت زده ٿي واپس ٿيا ۽ اچي پنهنجي قوم کي سمورو حال بيان ڪيائون جيتوڻيڪ کين ان کان منع ڪيو ويو هو پر سڀني واعدو ٽوڙيو، سواءِ ڪالب بن يوقنا ۽ يوشع بن نون جي، اهي واعدي تي قائم رهيا.

۴۴ ته انهن الله جي واعدي کي ٽوڙيو ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام کان پوءِ اچڻ وارن نبين سڳورن جي تڪذيب ڪئي ۽ نبين کي قتل ڪيو، ڪتاب جي حڪمن جي مخالفت ڪئي.

۴۵ جن ۾ سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي نعت ۽ صفت آهي ۽ جيڪي توريت ۾ بيان ڪيون ويون آهن.

۴۶ توريت ۾ آهي ته سيد عالم محمد مصطفىٰ صلى الله عليه وسلم جن جو اتباع ڪن ۽ مٿن ايمان آڻين.

۴۷ ڇوته دغا، خيانت، واعدو ٽوڙڻ ۽ رسولن سان واعدي خلافي ۽ انهن ۽ انهن جي ابن جي پراڻي عادت آهي. ۴۸ جن ايمان آندو. ۴۹ ۽ جيڪو ڪجهه انهن کان اڳي سرزد ٿيو، ان تي پڪڙ نه ڪريو. شان نزول: ڪن مفسرن جو قول آهي ته هيءَ آيت اُن قوم جي حق ۾ نازل ٿي جن پهريائين نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن سان واعدو ڪيو، پوءِ ٽوڙيو، وري الله تعالىٰ پنهنجي نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کي ان تي واقف فرمايو ۽ هيءَ آيت نازل ڪئي. اهڙيءَ صورت ۾ معنىٰ هيءَ آهي ته اُنهن جي اهڙيءَ واعدي ٽوڙڻ کي معاف ڪريو، جيستائين اُهي جنگ کان پري رهن ۽ جزيه ادا ڪرڻ کان انڪار ڪن.

۵۰ الله تعالىٰ ۽ ان جي رسولن تي ايمان آڻڻ جو.

۵۱ انجيل ۾ ۽ انهن واعدو ٽوڙيو.

۵۲ قتاده چيو ته جڏهن نصرانين ڪتاب الاهي (انجيل) تي عمل ڪرڻ ڇڏي ڏنو ۽ رسولن جي نافرماني ڪئي، فرض ادا نه ڪيا، حدن جي پرواهه نه ڪئي ته الله تعالىٰ انهن جي وچ ۾ دشمني وجهي ڇڏي.

اللّٰهُ بِمَا كَانُوْا يَصْنَعُوْنَ ﴿١٤﴾ يٰٓاَهْلَ الْكِتٰبِ قَدْ جَآءَكُمْ رَسُوْلُنَا

بڌائيندو جيڪي ڪندا ھئا. ف٥٣ اي ڪتابيو ف٥٤ بيشڪ توھان وٽ اسان جو

يُبَيِّنُ لَكُمْ كَثِيْرًا مِّمَّا كُنْتُمْ تُخْفُوْنَ مِنَ الْكِتٰبِ وَيَعْفُوْا عَنْ

ھيءُ رسول ف٥٥ تشريف وٺي آيو جو توھان تي ظاھر فرمائي ٿو گھڻيون اھي شيون جو توھان ڪتاب ۾ لڪائي ڇڏيون ھيون ف٥٦

كَثِيْرٍ ۬ قَدْ جَآءَكُمْ مِّنَ اللّٰهِ نُوْرٌ وَّكِتٰبٌ مُّبِيْنٌ ﴿١٥﴾ يَّهْدِيْ بِهِ

۽ گھڻيون ڳالھيون معاف فرمايو ڇڏي ٿو ف٥٧ بيشڪ توھان وٽ اللّٰه جي طرفان ھڪ نور آيو ف٥٨ ۽ روشن ڪتاب. ف٥٩

اللّٰهُ مَنِ اتَّبَعَ رِضْوَانَهٗ سُبُلَ السَّلٰمِ وَيُخْرِجُهُمْ مِّنَ الظُّلُمٰتِ

الله ان سان ھدايت ڏي ٿو ان کي جو الله جي مرضي تي ھليو سلامتيءَ جي واٽن ۽ انھن کي

اِلَى النُّوْرِ بِاِذْنِهٖ وَيَهْدِيْهِمْ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ﴿١٦﴾ لَقَدْ

اونداھين مان روشنيءَ جي طرف وٺي وڃي ٿو پنھنجي حڪم سان ۽ انھن کي سڌي واٽ

كَفَرَ الَّذِيْنَ قَالُوْٓا اِنَّ اللّٰهَ هُوَ الْمَسِيْحُ ابْنُ مَرْيَمَ ؕ قُلْ

ڏيکاري ٿو. بيشڪ ڪافر ٿيا اھي جن چيو ته الله مسيح پٽ مريم جو ئي

فَمَنْ يَّمْلِكُ مِنَ اللّٰهِ شَيْـًٔا اِنْ اَرَادَ اَنْ يُّهْلِكَ الْمَسِيْحَ

آھي. ف٦٠ توھان فرمايو پوءِ الله جو ڪير ڇا نقصان ڪري سگھي ٿو جيڪڏھن اھو چاھي جو

ابْنَ مَرْيَمَ وَاُمَّهٗ وَمَنْ فِى الْاَرْضِ جَمِيْعًا ؕ وَلِلّٰهِ مُلْكُ

ھلاڪ ڪري مسيح پٽ مريم ۽ ان جي ماءُ ۽ سموري زمين وارن کي ف٦١ ۽ الله جي واسطي

السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَمَا بَيْنَهُمَا ؕ يَخْلُقُ مَا يَشَآءُ ؕ وَاللّٰهُ عَلٰى

ئي آھي بادشاھي آسمانن ۽ زمين ۽ ان جي درميان جي جيڪي چاھي پيدا ڪري ٿو ۽

كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ﴿١٧﴾ وَقَالَتِ الْيَهُوْدُ وَالنَّصٰرٰى نَحْنُ اَبْنٰٓؤُا

الله سڀ ڪجھ ڪري سگھي ٿو ۽ يھودي ۽ نصارا چون ٿا ته اسان

اللّٰهِ وَاَحِبَّآؤُهٗ ؕ قُلْ فَلِمَ يُعَذِّبُكُمْ بِذُنُوْبِكُمْ ؕ بَلْ اَنْتُمْ بَشَرٌ

الله جا پٽ ۽ ان جا پيارا آھيون ف٦٢ توھان فرمايو پوءِ توھان کي ڇو توھان جي گناھن تي عذاب فرمائيندو آھي ف٦٣ بلڪ توھان

مِّمَّنْ خَلَقَ ؕ يَغْفِرُ لِمَنْ يَّشَآءُ وَيُعَذِّبُ مَنْ يَّشَآءُ ؕ وَلِلّٰهِ

ماڻھو آھيو ان جي مخلوقات مان جنھن کي وڻيس بخشي ٿو ۽ جنھن کي گھري سزا ڏئي ٿو. ۽ الله جي ئي



ف٥٣ يعني قيامت جي ڏينھن اھي پنھنجي ڪرتوتن جو بدلو لھندا.

ف٥٤ يھوديو ۽ نصرانيو!

ف٥٥ سيد عالم حضرت محمد مصطفٰی صلی اللّٰه عليه وسلم.

ف٥٦ جيئن رجم جي آيت ۽ سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن جا اوصاف ۽ حضور جن جو ان کي بيان فرمائڻ معجزو آھي.

ف٥٧ ۽ انھن جو ذڪر به نٿا ڪريون، نه انھن تي مؤاخذه فرمايون ٿا، ڇو ته توھان انھيءَ شيءِ جو ذڪر فرمايو ٿا جنھن ۾ مصلحت ھجي.

ف٥٨ سيد عالم صلی اللّٰه عليه وسلم جن کي نور فرمايو ويو، ڇو ته ڪانئن ڪفر جي اونداھي ختم ٿي ۽ صحيح واٽ واضح ٿي.

ف٥٩ يعني قرآن شريف.

ف٦٠ حضرت ابن عباس رضی اللّٰه تعالیٰ عنھما فرمايو ته نجران جي نصارن کان ھي مقولو سرزد ٿيو ۽ نصارن جي يعقوبيه ۽ ملڪانيه فرقن جو ھي مذھب آھي ته اھي حضرت مسيح کي الله سڏن ٿا، ڇو ته اھي حلول جا قائل آھن ۽ انھن جو باطل عقيدو آھي ته الله تعالیٰ عيسىٰ جي بدن ۾ حلول ڪيو. معاذ الله وتعالى الله عَمَّا يَقُوْلُوْنَ عُلُوًّا كَبِيْرًا ۽ ھيءَ ته الله تعالیٰ ھن آيت ۾ ڪفر جو حڪم ڏنو ۽ ان کان پوءِ انھن جي مذھب جو فساد بيان فرمايو.

ف٦١ ھن جو جواب اھو ئي آھي ته ڪو ڪجھ نٿو ڪري سگھي ته پوءِ حضرت مسيح کي الله سڏڻ ڪيترو ڇتو ڪوڙ آھي.

ف٦٢ شان نزول:- سيد عالم صلی اللّٰه عليه وسلم جن وٽ ڪتابي آيا ۽ ساڻن دين جي معاملي ۾ گفتگو شروع ڪئي. پاڻ سڳورن انھن کي دين اسلام جي دعوت ڏني ۽ الله جي نافرماني ڪرڻ سان ان جي عذاب جو خوف ڏياريو ته اھي چوڻ لڳا، اي محمد! توھان اسان کي ڇا ڊيڄاريو ٿا اسان ته الله جا پٽ ۽ ان جا پيارا آھيون، ان تي ھيءَ آيت نازل ٿي ۽ انھن جي دعوىٰ جو بطلان ظاھر فرمايو ويو. ف٦٣ يعني ان ڳالھ جو ته توھان کي به اقرار آھي ته ڳڻيا ڏينھن توھان جھنم ۾ رھندؤ، پوءِ سوچيو ڪو پيءُ پنھنجي پٽ کي يا ڪو شخص پنھنجي پياري کي باھ ۾ ساڙي ٿو، جڏھن ايئن نه آھي ته پوءِ توھان جي دعوىٰ جو ڪوڙ ۽ بطلان توھان جي اقرار سان ثابت آھي.

مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَمَا بَيْنَهُمَا ۚ وَاِلَيْهِ الْمَصِيْرُ ﴿١٨﴾

واسطي آهي بادشاهي آسمانن ۽ زمين ۽ انهيءَ جي درميان جي ، انهي جي طرف ڦرڻو آهي

يٰاَهْلَ الْكِتٰبِ قَدْ جَآءَكُمْ رَسُوْلُنَا يُبَيِّنُ لَكُمْ عَلٰى فَتْرَةٍ مِّنَ

اي ڪتاب وارؤ بيشڪ توهان اسان جو هيءُ رسول ٦٤ تشريف وٺي آيو جو توهان تي اسان جا احڪام ظاهر فرمائي ٿو

الرُّسُلِ اَنْ تَقُوْلُوْا مَا جَآءَنَا مِنْۢ بَشِيْرٍ وَّلَا نَذِيْرٍ ۟

تو بعد هن جي جو رسولن جو اچڻ گهڻي مدت کان بند رهيو هو ٦٥ متان ڪڏهن چئو ته اسان وٽ ڪو خوشخبري ڏيندڙ ۽ ڊيڄاريندڙ نه آيو

فَقَدْ جَآءَكُمْ بَشِيْرٌ وَّنَذِيْرٌ ؕ وَاللّٰهُ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ

ته هيءُ خوشخبري ٻڌائيندڙ ۽ ڊيڄاريندڙ توهان وٽ تشريف وٺي آيو آهي ۽ الله کي سڀ قدرت

قَدِيْرٌ ﴿١٩﴾ وَاِذْ قَالَ مُوْسٰى لِقَوْمِهٖ يٰقَوْمِ اذْكُرُوْا نِعْمَةَ اللّٰهِ

آهي. ۽ جڏهن موسىٰ چيو پنهنجي قوم کي اي منهنجي قوم پاڻ تي الله جو احسان ياد

عَلَيْكُمْ اِذْ جَعَلَ فِيْكُمْ اَنْۢبِيَآءَ وَجَعَلَكُمْ مُّلُوْكًا ۖۗ وَّاٰتٰىكُمْ مَّا

ڪريو جو توهان مان پيغمبر ڪيائين ٦٦ ۽ توهان کي بادشاه ڪيائين ٦٧ ۽ توهان کي اهو

لَمْ يُؤْتِ اَحَدًا مِّنَ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٢٠﴾ يٰقَوْمِ ادْخُلُوا الْاَرْضَ

ڏنائين جو اڄ تائين سڀني جهان ۾ ڪنهن کي نه ڏنائين ٦٨ اي قوم هن پاڪ زمين ۾ داخل

الْمُقَدَّسَةَ الَّتِيْ كَتَبَ اللّٰهُ لَكُمْ وَلَا تَرْتَدُّوْا عَلٰٓى اَدْبَارِكُمْ

ٿيو جيڪا الله توهان جي واسطي لکي ڇڏي آهي ۽ پُٺتي نه هٽو ٦٩

فَتَنْقَلِبُوْا خٰسِرِيْنَ ﴿٢١﴾ قَالُوْا يٰمُوْسٰٓى اِنَّ فِيْهَا قَوْمًا جَبَّارِيْنَ ۖۗ

جو نقصان وارا ٿي پوندؤ. چون لڳا اي موسىٰ ان ۾ ته نهايت زبردست ماڻهو آهن

وَاِنَّا لَنْ نَّدْخُلَهَا حَتّٰى يَخْرُجُوْا مِنْهَا ۚ فَاِنْ يَّخْرُجُوْا مِنْهَا فَاِنَّا

۽ اسان ان ۾ هرگز داخل نه ٿينداسين جيستائين اهي اتان نڪري نه وڃن، ها اُهي اتان نڪري وڃن

دٰخِلُوْنَ ﴿٢٢﴾ قَالَ رَجُلٰنِ مِنَ الَّذِيْنَ يَخَافُوْنَ اَنْعَمَ اللّٰهُ

ته اسان اتي وڃون ، ٻن مردن جيڪي الله جو خوف رکندا هئا ٧٠ الله انهن کي نوازيو

عَلَيْهِمَا ادْخُلُوْا عَلَيْهِمُ الْبَابَ ۚ فَاِذَا دَخَلْتُمُوْهُ فَاِنَّكُمْ

وڪ چيو زبردستي دروازي ۾ انهن تي داخل ٿيو ٧١ جيڪڏهن توهان دروازي ۾ داخل ٿي ويؤ ته توهان

٦٤ محمّد مصطفىٰ صلى الله عليه وسلم.

٦٥ حضرت عيسىٰ السلام کان پوءِ سيّد عالم صلي الله عليه وسلم جن جي زماني تائين پنج سؤ اٺهتر سالن جو عرصو نبي کان خالي رهيو. ان کان پوءِ حضور جن جي تشريف آڻڻ جي منت جو اظهار فرمايو وڃي ٿو ته نهايت حاجت جي وقت توهان تي الله تعالىٰ جي عظيم نعمت موڪلي وئي ۽ اُن ۾ حجت جو الزام ۽ عذر جو قطع به آهي ته هاڻي هن چوڻ جو موقعو نه رهيو ته اسان وٽ تنبيهه ڪرڻ وارا تشريف وٺي نه آيا.

٦٦ مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته پيغمبرن جي تشريف آوري نعمت آهي ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام پنهنجي قوم کي اُن جي ذڪر ڪرڻ جو حڪم ڏنو ته اهو برڪتن ۽ ثمرات جو سبب آهي. هن سان ميلاد مبارڪ جي محفلن جي موجب برڪات ۽ ثمرات ، محمود ۽ مستحسن هجڻ جي سند ملي ٿي.

٦٧ يعني آزاد ۽ دبدبي ۽ مرتبي وارو ۽ فرعونين جي هٿن ۾ مقيد هجڻ کان پوءِ انهن جي غلاميءَ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري عيش ۽ آرام جي زندگي لهڻ وڏي نعمت آهي. حضرت ابو سعيد خدري رضى الله تعالىٰ عنه کان روايت ٿيل آهي ته سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته بني اسرائيلن ۾ جيڪو به خادم، عورت ۽ سواري رکي اهو بادشاه چوائيندو هو.

٦٨ جيئن ته درياءَ ۾ رستا ٺاهڻ، دشمن کي ٻوڙڻ ، مَن ۽ سلوىٰ لاهڻ ، پٿر مان چشما جاري ڪرڻ ، ڪڪر کي سائبان بنائڻ وغيره.

٦٩ حضرت موسىٰ عليه السلام پنهنجي قوم کي الله جي نعمتن ياد ڏيارڻ کان پوءِ انهن کي پنهنجي دشمنن تي جهاد جي لاءِ نڪرڻ جو حڪم ڏنو ۽ فرمايو ته اي قوم! مقدس زمين ۾ داخل ٿي وڃو. ان زمين کي مقدس هن لاءِ چيو ويو ته اها نبين سڳورن جي رهڻ جي جاءِ هئي.

مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته نبين جي رهڻ سان زمينن کي به شرف حاصل ٿئي ٿو ۽ ٻين لاءِ اهو برڪت جو سبب ٿئي ٿو. ڪلبيءَ کان نقل ٿيل آهي ته حضرت ابراهيم عليه السلام ڪوهِ لبنان تي چڙهيو ته کيس چيو ويو: ڏس، جيستائين تنهنجي نظر پهچي، اها مقدس جاءِ آهي ۽ تنهنجي اولاد جي ميراث آهي. اها زمين طور ۽ اُن جي آس پاس جي هئي ۽ هڪ قول هيءُ آهي ته سمرو شام ملڪ . ٧٠ ڪالب بن يوقنا ۽ يوشع بن نون ، جيڪي انهن نقيبن مان هئا جن کي حضرت موسىٰ عليه السلام جبارن جو حال معلوم ڪرڻ لاءِ موڪليو هو.

٧١ هدايت ۽ واعدي جي پوري ڪرڻ سان گڏ انهن جبارن جو حال صرف حضرت موسىٰ عليه السلام کي عرض ڪيو ٻين نقيبن جي خلاف ان جو اظهار نه ڪيو، جيڪي انهن ڪيو هو.

٧٢ شهر جي.

غٰلِبُوْنَ ۵ وَ عَلَى اللّٰهِ فَتَوَكَّلُوْٓا اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿٢٣﴾ قَالُوْا
ئي غالب آهيو ف٧٣ ۽ الله تي ئي ڀروسو رکو جيڪڏهن توهان کي ايمان آهي. چوڻ لڳا

يٰمُوْسٰٓى اِنَّا لَنْ نَّدْخُلَهَآ اَبَدًا مَّا دَامُوْا فِيْهَا فَاذْهَبْ اَنْتَ وَ
ف٧٤ اي موسىٰ اسان ته اتي ف٧٥ ڪڏهن به نه وينداسين جيستائين اهي اتي آهن تون وڃ ۽

رَبُّكَ فَقَاتِلَآ اِنَّا هٰهُنَا قٰعِدُوْنَ ﴿٢٤﴾ قَالَ رَبِّ اِنِّىْ لَآ اَمْلِكُ
تنهنجو رب توهان ٻئي لڙو اسان هتي ويٺا آهيون. موسىٰ عرض ڪيو اي منهنجا رب منهنجي وس نه

اِلَّا نَفْسِىْ وَاَخِىْ فَافْرُقْ بَيْنَنَا وَبَيْنَ الْقَوْمِ الْفٰسِقِيْنَ ﴿٢٥﴾
۾ هي مگر پنهنجو ۽ پنهنجي ڀاءُ جو پوءِ تون اسان کي انهن بي فرمانن کان جدا رک. ف٧٦

قَالَ فَاِنَّهَا مُحَرَّمَةٌ عَلَيْهِمْ اَرْبَعِيْنَ سَنَةً ۚ يَتِيْهُوْنَ فِى
فرمايائين بيشڪ اها زمين انهن تي حرام آهي ف٧٧ چاليهن سالن تائين ڀٽڪندا رهن زمين

الْاَرْضِ ۗ فَلَا تَاْسَ عَلَى الْقَوْمِ الْفٰسِقِيْنَ ﴿٢٦﴾ ع وَاتْلُ عَلَيْهِمْ
۾ ف٧٨ پوءِ تون انهن فاسقن جو افسوس نه ڪر ۽ انهن کي پڙهي ٻڌاءِ

نَبَاَ ابْنَىْ اٰدَمَ بِالْحَقِّ ۘ اِذْ قَرَّبَا قُرْبَانًا فَتُقُبِّلَ مِنْ اَحَدِهِمَا
آدم جي ٻن پٽن جي سچي خبر ف٧٩ جڏهن ٻنهي هڪ هڪ قرباني پيش ڪئي پوءِ هڪڙي جي قبول ٿي

وَلَمْ يُتَقَبَّلْ مِنَ الْاٰخَرِ ۗ قَالَ لَاَقْتُلَنَّكَ ۗ قَالَ اِنَّمَا يَتَقَبَّلُ
۽ ٻئي جي قبول نه ٿي، چوڻ لڳو قسم آهي مان توکي ضرور قتل ڪندس ف٨٠ چيائين الله انهيءَ کان قبول فرمائيندو

اللّٰهُ مِنَ الْمُتَّقِيْنَ ﴿٢٧﴾ لَئِنْۢ بَسَطْتَّ اِلَىَّ يَدَكَ لِتَقْتُلَنِىْ مَآ
آهي جنهن کي خوف آهي. ف٨١ بيشڪ جيڪڏهن تون پنهنجو هٿ مون ڏي وڌائيندين منهنجي قتل ڪرڻ لاءِ ته مان

اَنَا بِبَاسِطٍ يَّدِىَ اِلَيْكَ لِاَقْتُلَكَ ۚ اِنِّىْٓ اَخَافُ اللّٰهَ رَبَّ
پنهنجو هٿ توتي نه وڌائيندس جو توکي قتل ڪريان ف٨٢ مان ڊڄان ٿو الله کان جيڪو مالڪ آهي سموري جهان

الْعٰلَمِيْنَ ﴿٢٨﴾ اِنِّىْٓ اُرِيْدُ اَنْ تَبُوْٓاَ بِاِثْمِىْ وَاِثْمِكَ فَتَكُوْنَ مِنْ
جو مان گهران ٿو ته منهنجو ف٨٣ ۽ تنهنجو گناه ف٨٤ ٻئي تنهنجي ئي پڙ ۾ پون پوءِ تون دوزخي

اَصْحٰبِ النَّارِ ۚ وَذٰلِكَ جَزٰٓؤُا الظّٰلِمِيْنَ ﴿٢٩﴾ فَطَوَّعَتْ لَهٗ نَفْسُهٗ
ٿي وڃين ۽ بي انصافن جي اها ئي سزا آهي. پوءِ ان جي نفس ان کي ڀاءُ جي قتل

ع ٧ ٨ — وقف لازم — النصف

ف٧٣ ڇو ته الله تعالىٰ مدد جو واعدو فرمايو آهي ۽ ان جو واعدو ضرور پورو ٿيندو. توهان جبارن جي وڏن وڏن جسمن کان خوف نه کائو، اسان انهن کي ڏٺو آهي. انهن جا رڳو جسم وڏا آهن ۽ دليون ڪمزور. اُنهن ٻنهي جڏهن اهو چيو ته ان تي بني اسرائيل گهڻو ڪاوڙيا ۽ انهن چاهيو ته انهن تي پٿر وسائين.

ف٧٤ بني اسرائيل. ف٧٥ جابرن جي شهر ۾.

ف٧٦ ۽ اسان کي اُنهن جي صحبت ۽ قرب کان بچاءِ يا هيءَ معنىٰ ته اسان ۽ انهن جي وچ ۾ فيصلو فرماءِ. ف٧٧ ان ۾ داخل نه ٿي سگهندا.

ف٧٨ اها زمين جنهن ۾ هي ماڻهو ڀٽڪندا رهيا، نوَ فرسنگ هئي ۽ قوم ڇهه لک جنگي، سڀ پنهنجو سامان کڻي سڄو ڏينهن هلندا هئا، جڏهن شام ٿيندي هئي ته پاڻ کي اتي لهندا هُئا، جتان هليا هئا، اها اُنهن تي سزا هئي سواءِ حضرت موسىٰ، هارون، يوشع ۽ ڪالب جي، تن تي الله تعالىٰ آساني فرمائي ۽ سنڌ مدد فرمائي، جيئن حضرت ابراهيم عليه السلام تي سلامتيءَ سان باه کي ٿڌو بنايائين. ايتري وڏي جماعت جو ايتري زمين جي هڪ ننڍي حصي ۾ چاليهه سال آوارا ۽ حيران ڦرڻ ۽ اتان ڪنهن جو نڪري نه سگهڻ خوارق عادتن مان آهي. جڏهن بني اسرائيلن ان جهنگ ۾ حضرت موسىٰ عليه السلام کي کاڌ پيتڻ وغيره جي ضرورتن ۽ تڪليفن بابت شڪايت ڪئي ته حضرت موسىٰ عليه السلام الله تعالىٰ کان دعا گهري، الله تعالىٰ دعا قبول فرمائي ۽ بني اسرائيلن کي آسماني غذا مَن ۽ سَلوىٰ عطا فرمايو، انهن جي بدن تي ئي لباس پيدا فرمايو جيڪو جسم سان گڏ وڌندو رهندو هو ۽ هڪ سفيد پٿر طورجبل کان عطا فرمايو ته جڏهن سفر جو سامان لاهن ۽ ڪجهه وقت ترسن ته حضرت موسىٰ عليه السلام ان پٿر تي پنهنجي لٺ هڻندا هئا ته اُن مان بني اسرائيلن جي ٻارهن ٽولن لاءِ ٻارهن چشما جاري ٿيندا هئا ۽ چانوَ جي لاءِ هڪ ڪڪر موڪليو. تيه ۾ جيترا به ماڻهو داخل ٿيا هئا، تن مان جيڪي ويهن سالن کان وڏيڪ عمر جا هئا، سي سڀ اتي ئي مري ويا، يوشع بن نون ۽ ڪالب بن يوقنا کان سواءِ. جن ماڻهن مقدس زمين ۾ داخل ٿيڻ کان انڪار ڪيو هو، تن مان ڪو به داخل نه ٿي سگهيو ۽ چيو ويو آهي ته تيه ۾ ئي حضرت هارون ۽ حضرت موسىٰ جي وفات کان چاليهه سال پوءِ حضرت يوشع کي نبوت عطا ڪئي وئي ۽ جبارن سان جهاد جو حڪم ڏنو ويو. پاڻ باقي رهيل بني اسرائيلن کي ساڻ وٺي ويو ۽ جبارن سان جهاد ڪيائين.



ف٧٩ جن جو نالو هابيل ۽ قابيل هو. ان خبر کي ٻڌائڻ جو مقصد هيءُ آهي ته حسد جي بُرائي معلوم ٿئي ۽ سيّد عالم صلى الله عليه وسلم جن سان حسد ڪرڻ وارن کي ان مان سبق حاصل ڪرڻ جو موقعو ملي. سيرت ۽ تاريخ جي عالمن جو بيان آهي ته حضرت حوا جي پيٽ مان هڪ ڇوڪري ۽ هڪ ڇوڪرو پيدا ٿيندا هئا ۽ هڪ پيٽ جي ڇوڪري جو ٻئي پيٽ جي ڇوڪري سان نڪاح ڪيو ويندو هو ۽ جڏهن ته ماڻهو صرف حضرت آدم عليه السلام جي اولاد ۾ منحصر هئا، تنهن ڪري نڪاح ڪرڻ جي ٻي ڪا به واٽ نه هئي. انهيءَ دستور مطابق حضرت آدم عليه السلام، قابيل جو نڪاح هابيل سان گڏ پيدا ٿيل ليودا سان ۽ هابيل جو نڪاح، قابيل سان گڏ پيدا ٿيل اقليما سان ڪرڻ گهريو. قابيل ان تي راضي نه ٿيو، ڇو ته اقليما ليودا کان وڌيڪ خوبصورت هئي، ان ڪري ان جو طلبگار ٿيو. حضرت آدم عليه السلام فرمايس ته اها توسان گڏ پيدا ٿي آهي، تنهن ڪري تنهنجي ڀيڻ آهي، ان سان تنهنجو نڪاح حلال نه آهي. چوڻ لڳو اها ته توهان جي راءِ آهي، الله تعالىٰ حڪم نه ڏنو. پاڻ فرمايائين ته پوءِ توهان قربانيون آڻيو، جنهن جي قرباني قبول ٿئي، سو ئي اقليما جو حقدار آهي. (ان زماني ۾ جنهن قربانيءَ کي آسمان کان باه اچي کائي ڇڏيندي هئي سا مقبول تصور ڪئي ويندي هئي) تنهن تي قابيل ڪڻڪ جو هڪ ڪوڙو ۽ هابيل هڪ ٻڪري قربانيءَ لاءِ پيش ڪئي. آسماني باه هابيل جي قربانيءَ کي کنيو ۽ قابيل جي ڪڻڪ کي ڇڏي ڏي وئي. ان تي قابيل جي دل ۾ گهڻو بغض ۽ حسد پيدا ٿيو. ف٨٠ جڏهن حضرت آدم عليه السلام حج جي لاءِ مڪي مڪرم تشريف وٺي آيو، تڏهن قابيل هابيل کي چيو ته مان توکي قتل ڪندس. هابيل وراڻيو ڇو؟ قابيل چوڻ لڳو هن لاءِ ته تنهنجي قرباني قبول ٿي ۽ منهنجي نه ٿي، تون اقليما جو حقدار ٿئين، انهيءَ ۾ منهنجي ذلت آهي. ف٨١ هابيل جي ان مقولي جو هي مقصد آهي ته قربانيءَ کي قبول ڪرڻ الله جو ڪم آهي، اهو پرهيزگارن جون قربانيون قبول فرمائي ٿو. جيڪڏهن تون متقي هجين ها ته تنهنجي قرباني قبول ٿئي ها، هيءَ تنهنجي ئي افعالن جو نتيجو آهي، تنهن ۾ منهنجو ڪهڙو دخل آهي. ف٨٢ ۽ منهنجي طرفان ابتدا هجي باوجود ان جي، جو مان توکان مضبوط ۽ طاقتور آهيان. هي صرف ان لاءِ ته. ف٨٣ يعني مون کي قتل ڪرڻ جو. ف٨٤ جيڪو ان کان اڳ تو ڪيو، والد جي نافرماني ڪئي، حسد ڪيئي ۽ خدائي فيصلو نه مڃيئي.

قَتْلَ اَخِيْهِ فَقَتَلَهٗ فَاَصْبَحَ مِنَ الْخٰسِرِيْنَ ﴿٣٠﴾ فَبَعَثَ اللّٰهُ غُرَابًا

جو شوق ڏياريو، پوءِ ان کي قتل ڪري وڌائين، پوءِ نقصان ۾ رهجي ويو. ف۸۵ پوءِ الله سائين هڪ ڪانءُ

يَّبْحَثُ فِى الْاَرْضِ لِيُرِيَهٗ كَيْفَ يُوَارِىْ سَوْءَةَ اَخِيْهِ ؕ قَالَ

کي موڪليو زمين پيو کوٽي جيئن ان کي ڏيکاري ته ڪيئن پنهنجي ڀاءُ جي لاش کي لڪائي ف۸۶

يٰوَيْلَتٰٓى اَعَجَزْتُ اَنْ اَكُوْنَ مِثْلَ هٰذَا الْغُرَابِ فَاُوَارِىَ

چوڻ لڳو افسوس خرابي مان هن ڪانءُ جهڙو به نه ٿي سگهيس جو مان پنهنجي ڀاءُ جي

سَوْءَةَ اَخِىْ ۚ فَاَصْبَحَ مِنَ النّٰدِمِيْنَ ﴿٣١﴾ ۚۛ مِنْ اَجْلِ ذٰلِكَ ۚۛ

لاش کي لڪايان ها، پوءِ پشيمان ٿيندو رهجي ويو. ف۸۷ انهي سبب کان،

كَتَبْنَا عَلٰى بَنِىْٓ اِسْرَآءِيْلَ اَنَّهٗ مَنْ قَتَلَ نَفْسًا ۢ بِغَيْرِ نَفْسٍ

اسان بني اسرائيل تي لکي ڇڏيو ته جنهن به ڪنهن جان (ساهواري) کي قتل ڪيو بغير بدلي ساهه جي

اَوْ فَسَادٍ فِى الْاَرْضِ فَكَاَنَّمَا قَتَلَ النَّاسَ جَمِيْعًا ؕ وَمَنْ اَحْيَاهَا

يا زمين ۾ فساد ڪندي ف۸۸ ته ڄڻ انهيءَ سمورن ماڻهن کي قتل ڪيو ف۸۹ ۽ جنهن هڪ ساهه کي

فَكَاَنَّمَآ اَحْيَا النَّاسَ جَمِيْعًا ؕ وَلَقَدْ جَآءَتْهُمْ رُسُلُنَا بِالْبَيِّنٰتِ ۫

حياتي ڏني ف۹۰ انهيءَ ڄڻ سمورن ماڻهن کي حياتي ڏني ۽ بيشڪ انهن ف۹۱ وٽ اسان جا رسول روشن دليلن سان آيا ف۹۲

ثُمَّ اِنَّ كَثِيْرًا مِّنْهُمْ بَعْدَ ذٰلِكَ فِى الْاَرْضِ لَمُسْرِفُوْنَ ﴿٣٢﴾ اِنَّمَا

پوءِ بيشڪ انهن مان گهڻا ان کان پوءِ به زمين ۾ زيادتيون ڪري رهيا آهن ف۹۳ ۽ اهي

جَزٰٓؤُا الَّذِيْنَ يُحَارِبُوْنَ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ وَيَسْعَوْنَ فِى الْاَرْضِ

جيڪي الله ۽ ان جي رسول سان لڙن ٿا ف۹۴ ۽ ملڪ ۾ فساد ڪندا ڦرن ٿا انهن جي سزا

فَسَادًا اَنْ يُّقَتَّلُوْٓا اَوْ يُصَلَّبُوْٓا اَوْ تُقَطَّعَ اَيْدِيْهِمْ وَاَرْجُلُهُمْ

هيءَ آهي ته ڳڻي ڳڻي چونڊي قتل ڪيا وڃن يا سوليءَ تي لٽڪايا وڃن يا سندن هڪ پاسي جا هٿ ۽ ٻئي طرف جا

مِّنْ خِلَافٍ اَوْ يُنْفَوْا مِنَ الْاَرْضِ ؕ ذٰلِكَ لَهُمْ خِزْىٌ فِى الدُّنْيَا

پير ڪپيا وڃن يا زمين کان پري تڙيا وڃن، هيءَ انهن جي دنيا ۾ رسوائي آهي

وَلَهُمْ فِى الْاٰخِرَةِ عَذَابٌ عَظِيْمٌ ﴿٣٣﴾ اِلَّا الَّذِيْنَ تَابُوْا مِنْ قَبْلِ

۽ آخرت ۾ انهن جي واسطي وڏو عذاب آهي. مگر اهي جن توبه ڪئي ان کان اڳ

ف۸۵ ۽ حيران ٿيو ته ان لاش کي ڇا ڪري، ڇو ته ان کان اڳ ڪو انسان مُئو ئي نه هو. گهڻي وقت تائين لاش کي پٺيءَ تي کنيون پيو ڦريو.

ف۸۶ روايت ٿيل آهي ته ٻه ڪانءُ پاڻ ۾ وڙهيا، انهن مان هڪڙي ٻئي کي ماري وڌو. زنده ڪانءُ پنهنجي چهنب ۽ چنبن سان زمين کوٽي کڏ کڻي مُئل ڪانءَ کي ان ۾ وجهي مٿان مٽيءَ ورائي پوري ڇڏيو. اهو ڏسي قابيل کي معلوم ٿيو ته مُئل جي لاش کي به اهڙيءَ طرح دفن ڪرڻ گهرجي اهڙيءَ طرح ان زمين کوٽي لاش دفن ڪري ڇڏيو. (جلالين، مدارڪ وغيره).

ف۸۷ پنهنجي ناداني تي پريشاني ۽ اها پشيماني گناهه تي نه هئي، جو توبه ۾ شمار ٿي سگهي يا پشيماني جو توبه هجڻ سيد الانبياء صلی الله علیه وسلم جن جي ئي اُمت سان خاص هجي (مدارڪ).

ف۸۸ يعني ناحق خون ڪيو، جو نه ڪنهن خون جي بدلي قصاص طور ماريو، نه شرڪ ۽ ڪفر يا لُٽ مار وغيره ڪنهن موجبِ قتل فساد جي سبب جي ڪري ماريو.

ف۸۹ ڇو ته ان، حق الله جي نگهباني ۽ شريعت جي حدن جو خيال نه ڪيو.

ف۹۰ هن طرح ته قتل ٿيڻ يا ٻڏڻ يا سڙڻ وغيره هلاڪت جي سببن کان بچايائين.

ف۹۱ يعني بني اسرائيلن.

ف۹۲ چٽا معجزا به آندائون ۽ شريعتون به.

ف۹۳ جو ڪفر ۽ قتل وغيره جو ارتڪاب ڪري حدن کان تجاوز ڪن ٿا.

ف۹۴ الله تعالیٰ سان لڙڻ اهوئي آهي ته اُن جي ولين سان دشمني ڪري. جيئن ته حديث شريف ۾ وارد ٿيو.

هن آيت ۾ رهزنن جي سزا جو بيان آهي.

شان نزول:- ۶ھ سنه ۾ عرينه جا چند ماڻهو مديني طيبه ۾ آيا ۽ اسلام آندائون ۽ بيمار ٿي پيا. انهن جا رنگ زرد ٿي ويا ۽ پيٽ وڌي ويا. حضور جن حڪم ڏنو ته صدقي جي اُٺن جو کير ۽ پيشاب ملائي پيئن. ائين ڪرڻ سان اهي تندرست ٿيا، مگر پوءِ مُرتد ٿي ۽ پندرهن اُٺ ڪاهي پنهنجي وطن ڏانهن روانا ٿيا. سيد عالم صلی الله علیه وسلم جن حضرت سيار کي انهن جي ڳولا ۾ موڪليو. حضرت سيار جڏهن انهن وٽ پهتو ته انهن هن جا هٿ پير ڪپي سخت تڪليفون ڏيئي شهيد ڪري ڇڏيو. پوءِ جڏهن اهي ماڻهو حضور جن جي خدمت ۾ گرفتار ڪري حاضر ڪيا ويا ته اُنهن جي حق ۾ هيءَ آيت نازل ٿي. (تفسير احمدي).

إِلَّا الَّذِينَ تَابُوا مِن قَبْلِ أَنْ تَقْدِرُوا عَلَيْهِمْ ۖ فَاعْلَمُوا أَنَّ اللَّهَ غَفُورٌ رَّحِيمٌ ﴿٣٤﴾ يَا أَيُّهَا الَّذِينَ

جو توهان کين قابو ڪري وٺو ٩٥ جاڻي ڇڏيو ته الله بخشيندڙ مهربان آهي. اي ايمان وارؤ

آمَنُوا اتَّقُوا اللَّهَ وَابْتَغُوا إِلَيْهِ الْوَسِيلَةَ وَجَاهِدُوا فِي سَبِيلِهِ لَعَلَّكُمْ

الله کان ڊڄو ۽ ان جي طرف وسيلو ڳوليو ٩٦ ۽ ان جي راهه ۾ جهاد ڪريو هن اميد تي

تُفْلِحُونَ ﴿٣٥﴾ إِنَّ الَّذِينَ كَفَرُوا لَوْ أَنَّ لَهُم مَّا فِي الْأَرْضِ جَمِيعًا وَ

ته ڪامياب ٿيو. بيشڪ اهي جيڪي ڪافر ٿيا جو ڪجهه زمين ۾ آهي سمورو ۽ ان جي

مِثْلَهُ مَعَهُ لِيَفْتَدُوا بِهِ مِنْ عَذَابِ يَوْمِ الْقِيَامَةِ مَا تُقُبِّلَ

برابر ٻيو ڏيڪ جيڪڏهن سندن ملڪيت هجي اهو ڏيئي قيامت جي عذاب کان پنهنجي جند ڇڏائن ته انهن

مِنْهُمْ ۖ وَلَهُمْ عَذَابٌ أَلِيمٌ ﴿٣٦﴾ يُرِيدُونَ أَن يَخْرُجُوا مِنَ النَّارِ

کان نه ورتو ويندو ۽ انهن جي واسطي ڏکن جو عذاب آهي ٩٧ دوزخ کان نڪرڻ چاهيندا

وَمَا هُم بِخَارِجِينَ مِنْهَا ۖ وَلَهُمْ عَذَابٌ مُّقِيمٌ ﴿٣٧﴾ وَالسَّارِقُ وَ

پر نڪري نه سگهندا ۽ انهن کي دائمي سزا آهي. ۽ چور مرد

السَّارِقَةُ فَاقْطَعُوا أَيْدِيَهُمَا جَزَاءً بِمَا كَسَبَا نَكَالًا مِّنَ اللَّهِ ۗ وَاللَّهُ

هجي يا عورت ٩٨ انهن جا هٿ ڪپيو ٩٩ انهن جي ڪئي جو بدلو، الله جي طرف کان

عَزِيزٌ حَكِيمٌ ﴿٣٨﴾ فَمَن تَابَ مِن بَعْدِ ظُلْمِهِ وَأَصْلَحَ فَإِنَّ

سزا ۽ الله غالب حڪمت وارو آهي. سو جيڪو پنهنجي ظلم کان پوءِ توبهه ڪري ۽ پاڻ

اللَّهَ يَتُوبُ عَلَيْهِ ۗ إِنَّ اللَّهَ غَفُورٌ رَّحِيمٌ ﴿٣٩﴾ أَلَمْ تَعْلَمْ أَنَّ اللَّهَ

سڌاري وٺي ته الله پنهنجي مهر سان ان تي رجوع فرمائيندو ١٠٠ بيشڪ الله بخشيندڙ مهربان آهي. ڇا تو کي

لَهُ مُلْكُ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ يُعَذِّبُ مَن يَشَاءُ وَيَغْفِرُ

معلوم نه آهي ته الله جي واسطي آهي آسمانن ۽ زمين جي بادشاهي سزا ڏي جنهن کي وڻيس ۽ بخشي تو

لِمَن يَشَاءُ ۗ وَاللَّهُ عَلَىٰ كُلِّ شَيْءٍ قَدِيرٌ ﴿٤٠﴾ يَا أَيُّهَا الرَّسُولُ

جنهن کي گهري ۽ الله سڀ ڪجهه ڪري سگهي ٿو ١٠١ اي رسول توکي غمگين

لَا يَحْزُنكَ الَّذِينَ يُسَارِعُونَ فِي الْكُفْرِ مِنَ الَّذِينَ قَالُوا

نه ڪن اهي جيڪي ڪفر ۾ ڊڪي رهيا آهن ١٠٢ اهي جيڪي پنهنجي وات



ع ٥ ٨ ٩

٩٥ يعني گرفتاريءَ کان اڳ توبهه ڪري ونڃڻ سان اُهي آخرت جي عذاب ۽ رهزني جي حد کان ته بچي ويندا، مگر مال جي واپسي ۽ قصاص حق العباد آهي، سو باقي رهندو (احمدي).

٩٦ جنهن جي ڪري توهان کي اُن جو قرب حاصل ٿئي.

٩٧ يعني ڪافرن جي لاءِ عذاب لازم آهي ۽ ان کان ڇوٽڪاري لهڻ جي ڪا وات نه آهي.

٩٨ ۽ ان جي چوري ٻن ڀيرن جي اقرار يا ٻن مردن جي شاهديءَ سان حاڪم جي اڳيان ثابت هجي ۽ جيڪو مال چورايو آهي، اهو ڏهن درهمن کان گهٽ نه هجي (ڪمافي حديث ابن مسعود).

٩٩ يعني ساڄو. انهيءَ ڪري ته حضرت ابن مسعود رضي الله عنه جي قرات ۾ اَيْمَانَهُمَا آيو آهي.

مسئلو:- ٻهر ٻئين ڀيري جي چوريءَ ۾ ساڄو هٿ ڪٽيو ويندو. وري ٻيهر جيڪڏهن چوري ڪري ته کابو پير. ان کان پوءِ به جيڪڏهن چوري ڪري ته پوءِ قيد ڪيو وڃي، ايستائين جو توبهه ڪري.

مسئلو:- چور جو هٿ ڪپڻ ته واجب آهي ۽ چورايل مال اگر موجود هجي ته اُن جو واپس ڪرڻ به واجب آهي ۽ جيڪڏهن اهو ضايع ٿي ويو هجي ته ڀري ڏيڻ واجب نه آهي (تفسير احمدي).

١٠٠ ۽ آخرت جي عذاب کان اُن کي ڇوٽڪارو ڏيندو.

١٠١ مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته عذاب ڪرڻ ۽ رحمت فرمائڻ الله تعالىٰ جي مشيت تي آهي، اهو مالڪ آهي جيڪو چاهي ڪري، ڪنهن کي اعتراض جي طاقت نه آهي. هن سان قدريه ۽ معتزله جو باطل هجڻ ثابت ٿي ويو، جيڪي تابعدارن تي رحمت ۽ گنهگارن تي عذاب ڪرڻ الله تعالىٰ تي واجب چون ٿا.

١٠٢ الله تعالىٰ سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن کي يَا أَيُّهَا الرَّسُولُ جي خطابِ عزت سان مخاطب فرمائي تسڪين خاطر فرمائي ٿو ته اي حبيب! مان توهان جو ناصر ۽ مددگار آهيان. منافقن جي ڪفر ۾ جلدي ڪرڻ يعني انهن جي ڪفر جي اظهار ۽ ڪافرن سان دوستي ۽ ياري ڪرڻ سان اوهان رنجيده نه ٿيو.

اٰمَنَّا بِاَفْوَاهِهِمْ وَلَمْ تُؤْمِنْ قُلُوْبُهُمْ ۛۚ وَمِنَ الَّذِيْنَ هَادُوْا ۛۚ

سان چوندا آهن ته اسان ايمان آندو ۽ انهن جون دليون مسلمان نه آهن وٺ١٠٣ ۽ ڪي يهودي

سَمّٰعُوْنَ لِلْكَذِبِ سَمّٰعُوْنَ لِقَوْمٍ اٰخَرِيْنَ ۙ لَمْ يَاْتُوْكَ ؕ

ڪوڙ خوب ٻڌندا آهن وٺ١٠٤ ٻين ماڻهن جي ڳالهه خوب ٻڌندا آهن وٺ١٠٥ جيڪي توٽ حاضر نه ٿيا، الله جي

يُحَرِّفُوْنَ الْكَلِمَ مِنْۢ بَعْدِ مَوَاضِعِهٖ ۚ يَقُوْلُوْنَ اِنْ اُوْتِيْتُمْ

ڳالهين کي انهن جي جاين کان مٽي ڇڏيندا آهن چون ٿا توهان کي هي حڪم ملي ته مڃجو ۽

هٰذَا فَخُذُوْهُ وَاِنْ لَّمْ تُؤْتَوْهُ فَاحْذَرُوْا ؕ وَمَنْ يُّرِدِ اللّٰهُ

اهو نه ملي ته بچو وٺ١٠٦ ۽ جنهن کي الله گمراهه ڪرڻ چاهي ته تون هرگز الله کان

فِتْنَتَهٗ فَلَنْ تَمْلِكَ لَهٗ مِنَ اللّٰهِ شَيْئًا ؕ اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ لَمْ

ان جو ڪجهه ناهي نه سگهندين. اهي آهن جو الله سندن دل پاڪ ڪرڻ نه

يُرِدِ اللّٰهُ اَنْ يُّطَهِّرَ قُلُوْبَهُمْ ؕ لَهُمْ فِي الدُّنْيَا خِزْيٌ ۖۚ وَّلَهُمْ فِي

گهريو انهن کي دنيا ۾ خواري آهي ۽ آخرت ۾ به انهن جي واسطي وڏو عذاب

الْاٰخِرَةِ عَذَابٌ عَظِيْمٌ ﴿٤١﴾ سَمّٰعُوْنَ لِلْكَذِبِ اَكّٰلُوْنَ لِلسُّحْتِ ؕ

آهي وڏا ڪوڙ ٻڌندڙ وڏا حرام خور وٺ١٠٧ جيڪڏهن توهان جي حضور حاضر

فَاِنْ جَآءُوْكَ فَاحْكُمْ بَيْنَهُمْ اَوْ اَعْرِضْ عَنْهُمْ ۚ وَاِنْ تُعْرِضْ

ٿين ته وٺ١٠٨ انهن جو فيصلو فرمائي ڇڏيو يا انهن کان منهن ڦيريو وٺ١٠٩ ۽ جيڪڏهن تون انهن کان منهن

عَنْهُمْ فَلَنْ يَّضُرُّوْكَ شَيْئًا ؕ وَاِنْ حَكَمْتَ فَاحْكُمْ بَيْنَهُمْ

ڦيرينديُن ته تنهنجو ڪو نقصان ڪو نه ڪري سگهندا وٺ١١٠ ۽ جي انهن ۾ فيصلو ڪريو ته انصاف سان ڪجو بيشڪ الله

بِالْقِسْطِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ يُحِبُّ الْمُقْسِطِيْنَ ﴿٤٢﴾ وَكَيْفَ يُحَكِّمُوْنَكَ

کي انصاف وارا پسند آهن. ۽ تو کان فيصلو ڪيئن ڪرائيندا حالانڪ انهن وٽ

وَعِنْدَهُمُ التَّوْرٰىةُ فِيْهَا حُكْمُ اللّٰهِ ثُمَّ يَتَوَلَّوْنَ مِنْۢ بَعْدِ ذٰلِكَ ؕ

توريت آهي جنهن ۾ الله جو حڪم موجود آهي وٺ١١١ ان جي باوجود انهيءَ کان منهن موڙن ٿا وٺ١١٢ ۽ اهي

وَمَآ اُولٰٓئِكَ بِالْمُؤْمِنِيْنَ ﴿٤٣﴾ ع اِنَّآ اَنْزَلْنَا التَّوْرٰىةَ فِيْهَا هُدًى وَّنُوْرٌ ۚ

ايمان آڻيندڙ نه آهن. بيشڪ اسان توريت نازل ڪيو جنهن ۾ هدايت ۽ نور آهي.

مع الوقف على الاول اجوز (م)

ع ٦ / ٩ / ١٠

منزل ٢

وٺ١٠٣ هيءَ انهن جي نفاق جو بيان آهي. وٺ١٠٤ پنهنجن سردارن کان ۽ انهن جي بهتانن کي قبول ڪن ٿا. وٺ١٠٥ ماشاء الله حضرت مترجم قدس سرهٗ تمام صحيح ترجمو فرمايو. انهيءَ جاءِ تي ڪن مفسرن کان لغزش واقع ٿي ته انهن لِقَوْمٍ جي "لام" کي علت قرار ڏيئي آيت جي معنىٰ هيءَ بيان ڪئي ته منافق ۽ يهودي پنهنجن سردارن جون ڪوڙيون ڳالهيون ٻڌن ٿا. توهان جون ڳالهيون ٻيءَ قوم جي خاطر ڪن ڏيئي ٻُڌن ٿا جنهن جا اهي جاسوس آهن. مگر اها معنىٰ صحيح نه آهي ۽ قرآني نظمن سان بلڪل موافقت نه ٿو فرمائي، بلڪ هتي "لام" "مِنْ" جي معنىٰ ۾ آهي ۽ مراد هيءَ آهي ته اهي ماڻهو پنهنجن سردارن جون ڪوڙيون ڳالهيون خُوب ٻُڌن ٿا ۽ ماڻهن يعني خيبر جي يهودين جي ڳالهين کي خُوب مڃين ٿا، جن جي احوال جو آيت شريف ۾ بيان اچي رهيو آهي (تفسير ابوالسعود ۽ جمل). وٺ١٠٦ شان نزول:- خيبر جي يهودين جي معززن مان ٻن شادي شده مرد ۽ عورت زنا ڪئي، ان جي سزا توريت ۾ سنگسار ڪرڻ هئي. سو انهن کي پسند نه هئي، تنهنڪري انهن گهريو ته ان مقدمي جو فيصلو سيّد عالم صلى الله عليه وسلم جن کان ڪرايون. اهڙيءَ طرح انهن ٻنهي مجرمن کي هڪ جماعت سان گڏ مديني طيبه موڪليائون ۽ چيئي ڇڏيائون ته جيڪڏهن حضور جن حد جو حڪم ڪن ته مڃجو ۽ سنگسار ڪرڻ جو حڪم ڏين ته نه مڃجو. اهي ماڻهو يهودين، بني قريظه ۽ بني نضير وٽ آيا ۽ خيال ڪيائون ته هي حضور جن جا هم وطن آهن ۽ انهن سان سندن صلح به آهي، انهن جي سفارش سان ڪم ٺهي ويندو. اهڙيءَ طرح يهودين جي سردارن مان ڪعب بن اشرف، ڪعب بن اسد، سعيد بن عمرو، مالڪ بن صيف ۽ ڪنانه بن ابى الحقيق وغيره انهن کي وٺي حضور جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ مسئلو معلوم ڪيائون. حضور جن فرمايو! منهنجو فيصلو مڃيندؤ؟ انهن اقرار ڪيو. رجم جي آيت نازل ٿي ۽ سنگسار ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو. يهودين ان حڪم کي مڃڻ کان انڪار ڪيو. حضور جن فرمايو ته توهان فدڪ جي رهاڪو هڪ نوجوان گوري رنگ ۽ هڪ اک واري ابن صوريا کي سڃاڻو ٿا؟ چوڻ لڳا، هائو! فرمايائون ته ڪهڙو ماڻهو آهي؟ چوڻ لڳا ته اڄ ساري زمين تي يهودين مان ان جي پايي جو عالم نه آهي، توريت جو اڪيلو ئي ماهر آهي. فرمائون ان کي گهرايو. ان کي گهرايو ويو. جڏهن اهو حاضر ٿيو ته حضور جن فرمايو تون ابن صوريا آهين؟ عرض ڪيائين، هائو، فرمايائون يهودين ۾ سڀني کان وڏو عالم تون ئي آهين؟ عرض ڪيائين ماڻهو ته ايئن ئي چوندا آهن. حضور جن يهودين کي فرمايو ان معاملي ۾ هن جي ڳالهه مڃيندؤ؟ سڀني اقرار ڪيو. تڏهن حضور جن ابن صوريا کي فرمايو مان توکي ان الله جو قسم ڏيان ٿو، جنهن کان سواءِ ڪو به معبود نه آهي، جنهن حضرت موسىٰ عليه السلام تي توريت نازل فرمايو ۽ توهان ماڻهن کي مصر مان ڪڍيائين. توهان جي لاءِ درياءَ ۾ رستا ناهيائين توهان کي ڇوٽڪارو ڏنائين. فرعونين کي ٻوڙيائين، توهان تي ڪڪر جي ڇانوَ ۽ مَن ۽ سَلوىٰ نازل فرمايائين، پنهنجو ڪتاب نازل فرمايائين، جنهن ۾ حلال ۽ حرام جو بيان آهي. ڇا! توهان جي ڪتاب ۾ زناڪندڙ شادي شده مرد ۽ عورت جي لاءِ سنگسار ڪرڻ جو حڪم آهي؟ ابن صوريا عرض ڪيو بيشڪ آهي، انهيءَ جو قسم جنهن جو توهان مون سان ذڪر ڪيو. عذاب نازل ٿيڻ جو انديشو نه هجي ها ته پوءِ مان اقرار نه ڪريان هاءِ ڪوڙ ڳالهايان ها. مگر اهو فرمايو ته توهان جي ڪتاب ۾ ان جو ڪهڙو حڪم آهي؟ فرمايائون جڏهن چئن عادل ۽ معتبر شاهدن جي شاهديءَ سان زنا صراحت سان ثابت ٿي وڃي ته پوءِ سنگسار ڪرڻ واجب ٿي وڃي ٿو. ابن صوريا عرض ڪيو ته خدا جو قسم! توريت ۾ به ايئن ئي آهي. پوءِ حضور جن ابن صوريا کان دريافت ڪيو ته الله جي حڪم ۾ تبديلي ڪهڙيءَ طرح واقع ٿي؟ ان عرض ڪيو ته اسان جو دستور هيءُ هو ته اسان ڪنهن امير کي پڪڙيون ڇڏي ڏيون ۽ غريب کي پڪڙيون ته ان تي حد قائم ڪريون. ان طرز عمل سان اميرن ۾ زنا جي وبا گهڻي پکڙجي وئي، ايستائين جو هڪ ڀيري بادشاهه جي سوٽ زنا ڪئي ته اسان ان کي سنگسار نه ڪيو، وري هڪ ٻئي مرد پنهنجيءَ قوم جي عورت سان زنا ڪئي ته بادشاهه ان کي سنگسار ڪرڻ گهريو، ان جي قوم اٿي ڪٿي ٿي ۽ انهن چيو ته جيستائين بادشاهه پنهنجي ڀاءُ کي سنگسار نه ڪرائيندو، ان وقت تائين هن کي هرگز سنگسار نه ڪيو ويندو. تڏهن اسان گڏجي غريب، امير سڀني لاءِ سنگسار ڪرڻ جي بجاءِ هيءَ سزا مقرر ڪئي ته چاليهه ڪوڙا لڳايا وڃن ۽ منهن ڪارو ڪري ۽ گڏهه تي اُبتو ويهاري گهمايو وڃي. اهو ٻُڌي يهودي گهڻو بگڙيا ۽ ابن صوريا کي چوڻ لڳا تون حضرت جن کي تمام جلدي خبر ڏيئي ڇڏي، اسان تنهنجي جيتري تعريف ڪئي هئي، تون ان جو حقدار نه آهين. ابن صوريا چيو ته حضور جن مون کي توريت جو قسم ڏنو، جيڪڏهن مون کي عذاب نازل ٿيڻ جو انديشو نه هجي ها ته مان ڪين خبر نه ڏيان ها. ان کان پوءِ حضور جن جي حڪم سان انهن ٻنهيءَ زانين کي سنگسار ڪيو ويو ۽ هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي (خازن). وٺ١٠٧ هيءَ يهودين جي حاڪمن جي حق ۾ آهي جيڪي رشوتون وٺي حرام کي حلال ڪندا هئا ۽ احڪامِ شريعت

يَحْكُمُ بِهَا النَّبِيُّونَ الَّذِينَ أَسْلَمُوا لِلَّذِينَ هَادُوا وَالرَّبَّانِيُّونَ

ان جي مطابق يهودين کي حڪم ڏيندا هئا اسان جا فرمانبردار نبي ۽ عالم ۽ فقيه جن

وَالْأَحْبَارُ بِمَا اسْتُحْفِظُوا مِن كِتَابِ اللَّهِ وَكَانُوا عَلَيْهِ شُهَدَاءَ

کي الله جي ڪتاب جي حفاظت جو حڪم هو ۱۱۳ ۽ اهي ان تي شاهد هئا ۱۱۴

فَلَا تَخْشَوُا النَّاسَ وَاخْشَوْنِ وَلَا تَشْتَرُوا بِآيَاتِي ثَمَنًا

ماڻهن کان نه ڊڄو ۽ مون کان ڊڄو ۽ منهنجي آيتن جي بدلي ذليل قيمت نه

قَلِيلًا ۚ وَمَن لَّمْ يَحْكُم بِمَا أَنزَلَ اللَّهُ فَأُولَٰئِكَ هُمُ

وٺو ۱۱۵ ۽ جيڪي الله جي نازل ڪيل مطابق حڪم نه ڪن ۱۱۶ اهي ئي ماڻهو ڪافر

الْكَافِرُونَ ﴿٤٤﴾ وَكَتَبْنَا عَلَيْهِمْ فِيهَا أَنَّ النَّفْسَ بِالنَّفْسِ وَ

آهن . ۽ اسان توريت ۾ انهن تي واجب ڪيو ۱۱۷ ته ساهه جي بدلي ساهه ۱۱۸ ۽

الْعَيْنَ بِالْعَيْنِ وَالْأَنفَ بِالْأَنفِ وَالْأُذُنَ بِالْأُذُنِ وَ

اک جي بدلي ۾ اک ۽ نڪ جي بدلي نڪ ۽ ڪن جي بدلي ڪن ۽

السِّنَّ بِالسِّنِّ وَالْجُرُوحَ قِصَاصٌ ۚ فَمَن تَصَدَّقَ بِهِ فَهُوَ

ڏند جي بدلي ڏند ۽ ڦٽن ۾ پڻ بدلو آهي ۱۱۹ پوءِ جيڪو دل جي خوشيءَ سان بدلو

كَفَّارَةٌ لَّهُ ۚ وَمَن لَّمْ يَحْكُم بِمَا أَنزَلَ اللَّهُ فَأُولَٰئِكَ هُمُ

معاف ڪري ڇڏي ته اهو ان جا گناهه لاهي ڇڏيندو ۱۲۰ ۽ جيڪو الله جي نازل ڪيل مطابق حڪم نه ڪري ته اهي

الظَّالِمُونَ ﴿٤٥﴾ وَقَفَّيْنَا عَلَىٰ آثَارِهِم بِعِيسَى ابْنِ مَرْيَمَ

ئي ماڻهو ظالم آهن . ۽ اسان انهن نبين جي پٺيان انهن جي نشان قدم تي عيسىٰ پٽ مريم کي موڪليو

مُصَدِّقًا لِّمَا بَيْنَ يَدَيْهِ مِنَ التَّوْرَاةِ ۖ وَآتَيْنَاهُ الْإِنجِيلَ

تصديق ڪندڙ توريت جي جيڪو ان کان اڳ ۾ هو ۱۲۱ ۽ اسان کيس انجيل عطا ڪيو

فِيهِ هُدًى وَنُورٌ وَمُصَدِّقًا لِّمَا بَيْنَ يَدَيْهِ مِنَ التَّوْرَاةِ

جنهن ۾ هدايت ۽ نور آهي ۽ تصديق فرمائيندڙ توريت جي جو ان کان اڳ ۾ هو ۽ هدايت

وَهُدًى وَمَوْعِظَةً لِّلْمُتَّقِينَ ﴿٤٦﴾ وَلْيَحْكُمْ أَهْلُ الْإِنجِيلِ

۱۲۲ ۽ نصيحت پرهيزگارن جي واسطي . ۽ انجيل وارن کي گهرجي ته حڪم ڪن انهيءَ تي جيڪو

ڪي تبديل ڪندا هئا . مسئلو:- رشوت جو وٺڻ ڏيڻ ٻئي حرام آهن . حديث شريف ۾ رشوت وٺڻ ۽ ڏيڻ وارن ٻنهي تي لعنت آئي آهي . ۱۰۸ يعني ڪتابي ۱۰۹ سيدعالم صلى الله عليه وسلم جن کي اختيار وارو فرمايو ته ڪتابي توهان وٽ ڪو مقدمو آڻين ته توهان کي اختيار آهي ته فيصلو فرمايو يا نه فرمايو. ڪن مفسرن جو قول آهي ته هيءَ پوئين آيت وَاِنْ حَكَمْتَ فَاحْكُمْ بَيْنَهُمْ سان منسوخ ٿي ويئي. اما احمد فرمايو ته انهن آيتن ۾ ڪجھ منافات نه آهي ڇو ته هيءَ آيت اختيار جو فائدو ڏئي ٿي ۽ آيت وَاِنْ حَكَمْتَ فَاحْكُمْ ۾ حڪم جي ڪيفيت جو بيان آهي. (خازن ۽ مدارڪ وغيره)

۱۱۰ ڇو ته الله تعالىٰ توهان جو نگهبان آهي . ۱۱۱ ته شادي شده مرد ۽ مڙس واري عورت جي زنا جي سزا رجم يعني سنگسار ڪرڻ آهي . ۱۱۲ ان جي باوجود جو توريت تي ايمان آڻڻ جا دعويدار آهن ۽ انهن کي اهو به معلوم آهي ته توريت ۾ رجم جو حڪم آهي ، ان کي نه مڃڻ ۽ توهان جي نبوت جا انڪاري هوندي، توهان کان فيصلو ڪرائڻ نهايت تعجب جي ڳالهه .

۱۱۳ ته ان کي پنهنجي سينن ۾ محفوظ رکن ۽ ان جي درس ۾ مشغول رهن ته جيئن اهي ڪتاب فراموش نه ٿين ۽ ان جا احڪام ضايع نه ٿين (خازن) .

مسئلو:- توريت جي مطابق نبين جو حڪم ڏيڻ جيڪو هن آيت ۾ ذڪر ٿيل آهي ان مان ثابت ٿئي ٿو ته اسان کان اڳين شريعتن جا جيڪي احڪام الله تعالىٰ ۽ رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن فرمايا هجن ۽ انهن جي ڇڏڻ جو اسان کي حڪم نه ڏنل هجي نه اهي منسوخ نه ڪيا ويا هجن، سي اسان تي لازم ٿين ٿا (جمل ۽ ابوالسعود) . ۱۱۴ اي يهوديو ! توهان سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي نعت ، صفت ۽ رجم جو حڪم جيڪو توريت ۾ ذڪر ٿيل آهي ان جي ظاهر ڪرڻ ۾ . ۱۱۵ يعني احڪام الاهيءَ جي تبديلي هر صورت ۾ منع ٿيل آهي ، توڙي ماڻهن جي خوف ۽ انهن جي راضپي جي انديشي ، ڪان هجي يا مال، مرتبي ۽ رشوت جي لالچ سان. ۱۱۶ ان جو منڪر ٿي ڪري (ڪما قاله ابن عباس رضى الله عنهما) . ۱۱۷ هن آيت ۾ جيتوڻيڪ هي بيان آهي ته توريت ۾ يهودين تي قصاص جا هي حڪم هئا، پر جڏهن ته اسان کي انهن جي ڇڏڻ جو حڪم نه ڏنو ويو ، تنهنڪري اسان تي اهي احڪام لازم رهندا، ڇو ته اڳين شريعتن جا جيڪي احڪام الله ۽ رسول جي بيان سان اسان تائين پهتا ۽ منسوخ به نه ٿيا هجن، سي اسان تي لازم ٿين ٿا، جيئن ته متين آيت مان ثابت ٿيو. ۱۱۸ يعني جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ ڪنهن کي قتل ڪيو ته ان جي جان مقتول جي بدلي ۾ پڪڙيل ٿيندي، توڙي اهو مقتول مرد هجي يا عورت ، آزاد هجي يا غلام ، مسلمان هجي يا ذمي. شان نزول:- حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما کان روايت آهي ته مرد کي عورت جي بدلي قتل نه ڪندا هئا، ان تي هيءَ آيت نازل ٿي (مدارڪ) . ۱۱۹ يعني هڪجهڙائي ۽ برابريءَ جي نگهباني ضروري آهي. ۱۲۰ يعني جيڪو قاتل يا ڦٽي ڪرڻ وارو پنهنجي ڏوهه تي پشيمان ٿي معصيت جي وبال کان بچڻ لاءِ خوشيءَ سان پنهنجي مٿان شرعي احڪام جاري ڪرائي ته قصاص ان جي ڏوهه جو ڪفارو ٿي ويندو ۽ آخرت ۾ ان تي عذاب نه ٿيندو (جلالين ۽ جمل) . ڪن مفسرن ان جي معنىٰ هيءَ بيان ڪئي ته جيڪو حقدار ۽ قصاص کي معاف ڪري ته اهو معافي ان جي لاءِ ڪفارو آهي (مدارڪ) . تفسير احمدي ۾ آهي ته اهي سمورا قصاص تڏهن ئي واجب ٿيندا، جڏهن حقدار معاف نه ڪري ۽ جيڪڏهن معاف ڪري ڇڏي ته پوءِ قصاص ساقط آهي. ۱۲۱ احڪام توريت کان پوءِ احڪام انجيل جو ذڪر شروع ٿيو ۽ ٻڌايو ويو ته حضرت عيسىٰ عليه السلام توريت جي تصديق ڪندڙ هو ۽ اهو الله جي طرفان نازل ٿيل آهي ۽ نسخ ٿيڻ کان اڳ ان تي عمل واجب هو. حضرت عيسىٰ عليه السلام جي شريعت ۾ ان جا ڪجهه احڪام منسوخ ٿيا. ۱۲۲ هن آيت ۾ انجيل جي لاءِ لفظ هُدًى ٻن جاين تي ارشاد ٿيو، پهرين جاءِ تي گمراهي ۽ جهالت کان بچائڻ لاءِ رهنمائي مراد آهي. ٻيءَ جاءِ تي هُدًى مان سيد الانبياء حبيبِ ڪبريا صلى الله عليه وسلم جن جي تشريف آوريءَ جي خوشخبري مراد آهي، جيڪا حضور عليه الصلوٰة والسلام جن جي نبوت جي طرف ماڻهن جي واٽ لهڻ جو سبب آهي.

بِمَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ فِيْهِ ؕ وَمَنْ لَّمْ يَحْكُمْ بِمَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ فَاُولٰٓئِكَ

الله ان ۾ نازل ڪيو ١٢٣ ۽ جيڪي الله جي نازل ڪيل مطابق حڪم نه ڪن ته اهي فاسق

هُمُ الْفٰسِقُوْنَ ﴿٤٧﴾ وَاَنْزَلْنَآ اِلَيْكَ الْكِتٰبَ بِالْحَقِّ مُصَدِّقًا لِّمَا بَيْنَ

آهن. اي محبوب اسان تنهنجي طرف نازل ڪيو سچو ڪتاب اڳين ڪتابن جي تصديق فرمائيندڙ ١٢٤

يَدَيْهِ مِنَ الْكِتٰبِ وَمُهَيْمِنًا عَلَيْهِ فَاحْكُمْ بَيْنَهُمْ بِمَآ اَنْزَلَ

۽ انهن تي محافظ ۽ نگهبان ڪري ته انهن ۾ فيصلو ڪريو

اللّٰهُ وَلَا تَتَّبِعْ اَهْوَآءَهُمْ عَمَّا جَآءَكَ مِنَ الْحَقِّ ؕ لِكُلٍّ جَعَلْنَا

الله جي نازل ڪيل مطابق ١٢٥ ۽ اي ٻڌندڙ انهن جي خواهشن جي پيروي نه ڪريو ۽ پاڻ وٽ آيل حق کي ڇڏي ڪري

مِنْكُمْ شِرْعَةً وَّمِنْهَاجًا ؕ وَلَوْ شَآءَ اللّٰهُ لَجَعَلَكُمْ اُمَّةً وَّاحِدَةً

اسان توهان سمورن لاءِ هڪ شريعت ۽ رستو مقرر ڪيو ١٢٦ ۽ الله گهري ها ته توهان سمورن کي هڪ ئي

وَّلٰكِنْ لِّيَبْلُوَكُمْ فِيْ مَآ اٰتٰىكُمْ فَاسْتَبِقُوا الْخَيْرٰتِ ؕ اِلَى اللّٰهِ

امت ڪري ها مگر مرضي هيءَ آهي ته جيڪو توهان کي ڏنائين انهيءَ ۾ توهان کي آزمائي ١٢٧ ڀلائين جي طرف هڪ ٻئي ۾ اڳرائي

مَرْجِعُكُمْ جَمِيْعًا فَيُنَبِّئُكُمْ بِمَا كُنْتُمْ فِيْهِ تَخْتَلِفُوْنَ ﴿٤٨﴾ وَاَنِ

ڪريو. توهان سمورن جو موٽڻ الله ڏانهن آهي، اهو توهان کي ٻڌائيندو جنهن ڳالهه ۾ توهان جهڳڙو ڪندا هئا.

احْكُمْ بَيْنَهُمْ بِمَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ وَلَا تَتَّبِعْ اَهْوَآءَهُمْ وَاحْذَرْهُمْ

۽ هيءَ ته اي مسلمان الله جي نازل ڪيل مطابق حڪم ڪر ۽ انهن جي سڌن تي نه هل ۽

اَنْ يَّفْتِنُوْكَ عَنْۢ بَعْضِ مَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ اِلَيْكَ ؕ فَاِنْ تَوَلَّوْا

انهن کان بچندو رهه جو ڪٿي توکي ترڪائي نه وجهن ڪنهن حڪم ۾ جيڪو تنهنجي طرف لٿو، پوءِ جيڪڏهن

فَاعْلَمْ اَنَّمَا يُرِيْدُ اللّٰهُ اَنْ يُّصِيْبَهُمْ بِبَعْضِ ذُنُوْبِهِمْ ؕ

اهي منهن ڦيرين ١٢٨ ته يقين ڪر ته الله انهن جي ڪن گناهن جي ١٢٩ سزا انهن کي پهچائڻ گهري ٿو ١٣٠

وَاِنَّ كَثِيْرًا مِّنَ النَّاسِ لَفٰسِقُوْنَ ﴿٤٩﴾ اَفَحُكْمَ الْجَاهِلِيَّةِ يَبْغُوْنَ ؕ

۽ بيشڪ گهڻا ماڻهو بي فرمان آهن. ته ڇا جاهليت جو حڪم چاهن ٿا ١٣١

وَمَنْ اَحْسَنُ مِنَ اللّٰهِ حُكْمًا لِّقَوْمٍ يُّوْقِنُوْنَ ﴿٥٠﴾ ع يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ

۽ الله کان بهتر ڪنهن جو حڪم آهي يقين وارن جي واسطي. اي ايمان وارؤ

---

١٢٣ يعني سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن تي ايمان آڻڻ ۽ سندن نبوت جي تصديق ڪرڻ جو حڪم.

١٢٤ جيڪي ان کان اڳ حضرات انبياء عليهم السلام تي نازل ٿيا.

١٢٥ يعني جڏهن ڪتابي پنهنجا مقدما توهان جي طرف رجوع ڪن ته پوءِ توهان قرآن پاڪ سان فيصلو فرمايو.

١٢٦ يعني فروع ۽ اعمال هر هڪ جا خاص آهن ۽ اصل دين سڀني جو هڪ آهي حضرت علي المرتضىٰ رضى الله تعالىٰ عنه فرمايو ته ايمان حضرت آدم عليه السلام جي زماني کان اهوئي آهي ته لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ جي شاهدي ۽ جيڪو الله تعاليٰ جي طرفان آيو، ان جو اقرار ڪرڻ ۽ شريعت ۽ طريقت هر امت جي خاص آهي.

١٢٧ ۽ امتحان ۾ وجهي ته جيئن ظاهر ٿي وڃي ته هر زماني جا مناسب احڪام ڏنا ويا، ڇا توهان انهن تي هن يقين ۽ اعتقاد سان عمل ڪريو ٿا ته انهن جو اختلاف مشيت الاهي جي تقاضا ۽ حڪمت بالغه، دنيوي ۽ اخروي نافعه مصلحتن تي مبني آهي يا حق کي ڇڏي نفس جي سڌن جي تابعداري ڪريو ٿا؟ (تفسير ابو السعود)

١٢٨ الله جي نازل ڪيل حڪم کان.

١٢٩ جن ۾ هي اعتراض به آهي.

١٣٠ دنيا ۾ قتل، گرفتاري ۽ جلاوطنيءَ سان ۽ سمورن گناهن جي سزا آخرت ۾ ڏيندو.

١٣١ جيڪو سراسر گمراهي، ظلم ۽ احڪام الاهيءَ جي مخالف هوندو هو. شان نزول:- بني نضير ۽ بني قريظه (يهودين جي ٻن ٽولن) جو هڪ ٻئي سان قتل ٿيندو رهندو هو. جڏهن سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن مديني طيبه ۾ رونق افروز ٿيا ته پوءِ انهن ماڻهن پنهنجو مقدمو حضور جن جي خدمت اقدس ۾ آندو ۽ بني قريظه چيو ته بني نضير اسان جا ڀائر آهن اسان ۽ اهي هڪ ئي ڏاڏي جو اولاد آهيون، هڪ ئي دين تي آهيون، هڪ ئي ڪتاب (توريت) کي مڃون ٿا، پر جيڪڏهن بني نضير اسان مان ڪنهن کي قتل ڪن ته ان جي خون جي بها اسان ستر وسق (ڏيڍ سؤ ٽيرهن ڪلوگرام ۽ ٢٠ سير) کارڪون ڏيون ٿا ۽ جيڪڏهن اسان مان ڪو انهن جي ڪنهن ماڻهوءَ کي قتل ڪيو ته اسان کان ان جي خون جي بها ۾ هڪ سؤ چاليهه وسق (ڇهه سؤ ستاويهه ڪلوگرام) وٺن ٿا. توهان ان جو فيصلو ڪريو. حضور جن فرمايو، مان حڪم ڏيان ٿو ته قريظيءَ ۽ نضيريءَ جو خون برابر آهي، ڪنهن کي ٻئي تي فضيلت نه آهي، اُن تي بني نضير گهڻو ڪاوڙيا ۽ چوڻ لڳا ته اسان توهان جي فيصلي کان راضي نه آهيون، توهان اسان جا دشمن آهيو، اسان کي ذليل ڪرڻ چاهيو ٿا. اُن تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ فرمايو ويو ته ڇا! جاهليت جي گمراهيءَ ۽ ظلم جو حڪم چاهيو ٿا؟.

اٰمَنُوْا لَا تَتَّخِذُوا الْيَهُوْدَ وَالنَّصٰرٰٓى اَوْلِيَآءَ ۘ بَعْضُهُمْ اَوْلِيَآءُ بَعْضٍ ؕ

يهودين ۽ نصارن کي دوست نہ بڻايو ١٣٢ اُهي پاڻ ۾ هڪ ٻئي جا دوست

وَمَنْ يَّتَوَلَّهُمْ مِّنْكُمْ فَاِنَّهٗ مِنْهُمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَا يَهْدِي الْقَوْمَ

آهن ١٣٣ ۽ توهان مان جيڪو انهن سان دوستي رکندو ته اهو انهن مان آهي ١٣٤ بيشڪ الله بي انصافن

الظّٰلِمِيْنَ ﴿٥١﴾ فَتَرَى الَّذِيْنَ فِيْ قُلُوْبِهِمْ مَّرَضٌ يُّسَارِعُوْنَ فِيْهِمْ

کي هدايت نہ ڏيندو آهي ١٣٥ هاڻي تون انهن کي ڏسندين جن جي دلين ۾ آزار آهي ١٣٦ جو يهودين ۽

يَقُوْلُوْنَ نَخْشٰٓى اَنْ تُصِيْبَنَا دَآئِرَةٌ ؕ فَعَسَى اللّٰهُ اَنْ يَّاْتِيَ

عيسائين ڏانهن ڊوڙندا آهن چون ٿا اسان ڊڄون ٿا متان اسان تي ڪو چڪر اچي وڃي ١٣٧ پوءِ قريب آهي جو الله

بِالْفَتْحِ اَوْ اَمْرٍ مِّنْ عِنْدِهٖ فَيُصْبِحُوْا عَلٰى مَآ اَسَرُّوْا فِيْٓ اَنْفُسِهِمْ

فتح آڻي ١٣٨ يا پنهنجي طرف کان ڪو حڪم ١٣٩ پوءِ ان تي جيڪو پنهنجي دل ۾ لڪايو هئائون پشيمان

نٰدِمِيْنَ ﴿٥٢﴾ وَيَقُوْلُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اَهٰٓؤُلَآءِ الَّذِيْنَ اَقْسَمُوْا بِاللّٰهِ

رهجي وڃن ١٤٠ ۽ ايمان وارا چوندا آهن ڇا اهي آهن جن الله جا قسم کنيا هئا

جَهْدَ اَيْمَانِهِمْ ۙ اِنَّهُمْ لَمَعَكُمْ ؕ حَبِطَتْ اَعْمَالُهُمْ فَاَصْبَحُوْا خٰسِرِيْنَ ﴿٥٣﴾

پوري ڪوشش ۽ تاڪيد وارا قسم ته اهي توهان سان گڏ آهن، انهن جا سمورا عمل ڇٽي ويا پوءِ رهجي

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مَنْ يَّرْتَدَّ مِنْكُمْ عَنْ دِيْنِهٖ فَسَوْفَ يَاْتِي

ويا نقصان ۾ ١٤٢ اي ايمان وارؤ توهان مان جيڪو پنهنجي دين کان ڦرندو ١٤٣ ته

اللّٰهُ بِقَوْمٍ يُّحِبُّهُمْ وَيُحِبُّوْنَهٗٓ ۙ اَذِلَّةٍ عَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ اَعِزَّةٍ

عنقريب الله اهڙا ماڻهو آڻيندو جو اهي الله جا پيارا ۽ الله انهن جو پيارو هوندو، مسلمانن تي نرم

عَلَى الْكٰفِرِيْنَ ۫ يُجَاهِدُوْنَ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ وَلَا يَخَافُوْنَ

۽ ڪافرن تي سخت، الله جي وات ۾ لڙندا ۽ ڪنهن بہ ملامت ڪندڙ

لَوْمَةَ لَآئِمٍ ؕ ذٰلِكَ فَضْلُ اللّٰهِ يُؤْتِيْهِ مَنْ يَّشَآءُ ؕ وَاللّٰهُ وَاسِعٌ

جي ملامت جو فڪر نہ ڪندا ١٤٤ هيءُ الله جو فضل آهي جنهن کي گهري ڏي ۽ الله وسعت وارو

عَلِيْمٌ ﴿٥٤﴾ اِنَّمَا وَلِيُّكُمُ اللّٰهُ وَرَسُوْلُهٗ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوا الَّذِيْنَ يُقِيْمُوْنَ

علم وارو آهي. توهان جا دوست نہ آهن مگر الله ۽ ان جو رسول ۽ ايمان وارا ١٤٥ جيڪي نماز

منزل ٢

وقف لازم — وقف منزل عند البعض — وقف غفران

١٣٢ مسئلو:- هن آيت ۾ يهودين ۽ نصارن سان دوستي ۽ ياڻپي يعني انهن جي مدد ڪرڻ، انهن کان مدد گهرڻ، انهن سان محبت جا رابطا رکڻ کان منع فرمايو ويو. هيءُ حڪم عام آهي، جيتوڻيڪ آيت جو نزول ڪنهن خاص واقعي ۾ ٿيو هجي. شان نزول:- هيءُ آيت حضرت عباده بن صامت صحابيءَ ۽ عبدالله بن ابي سلول جي حق ۾ نازل ٿي جيڪو منافقن جو سردار هو. حضرت عباده رضي الله عنه فرمايو ته يهودين ۾ منهنجا تمام گهڻي تعداد ۾ دوست آهن، جيڪي وڏي شوڪت ۽ قوت وارا آهن، هاڻي مان اُنهن جي دوستيءَ کان بيزار آهيان ۽ الله ۽ رسول کان سواءِ منهنجي دل ۾ ٻئي ڪنهن جي محبت جي گنجائش نہ آهي. ان تي عبد الله بن ابيّ چيو ته مان ته يهودين جي دوستيءَ کان بيزاري نہ ٿو ڪري سگهان، مون کي پيش ايندڙ حادثن جو انديشو آهي ۽ مون لاءِ انهن سان رسم و راه رکڻ ضروري آهي. سيّد عالم صلى الله عليه وسلم جن ان کي فرمايو ته يهودين جي دوستيءَ جو دم ڀرڻ تنهنجوئي ڪم آهي، عباده جو اهو ڪم نہ آهي. ان تي هيءَ آيت ڪريمہ نازل ٿي (خازن). ١٣٣ هن مان معلوم ٿيو ته ڪافر ڪهڙا به هجن، انهن جا پاڻ ۾ ڪيترائي اختلاف هجن، ته بہ مسلمانن جي مقابلي ۾ اهي سڀ هڪ آهن. اَلْكُفْرُ مِلَّةٌ وَّاحِدَةٌ (مدارڪ). ١٣٤ هن ۾ تمام سختيءَ ۽ تاڪيد آهي ته مسلمانن تي يهودين ۽ نصرانين ۽ دين اسلام جي هر مخالف کان جُدائي ۽ الڳ رهڻ واجب آهي. (مدارڪ ۽ خازن). ١٣٥ جيڪي ڪافرن سان دوستي ڪري پنهنجين جانين تي ظلم ڪن ٿا. حضرت ابوموسىٰ اشعري رضي الله تعالىٰ عنه جو ڪاتب نصراني هو. حضرت اميرالمؤمنين عمر فاروق رضي الله تعالىٰ عنه اُن کي فرمايو ته نصرانيءَ سان تنهنجو ڪهڙو واسطو، تو هيءَ آيت نہ ٻڌي يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَتَّخِذُوا الْيَهُوْدَ. ان عرض ڪيو ته ان جو دين ان سان گڏ، مون کي ته ان جي ڪتابت سان مطلب آهي. اميرالمؤمنين فرمايو ته الله اُنهن کي ذليل ڪيو، تون اُنهن کي عزت نہ ڏي، ۽ الله اُنهن کي پري ڪيو، تون انهن کي ويجهو نہ ڪر. حضرت ابوموسىٰ عرض ڪيو ته ان کان سواءِ بصره حڪومت جو ڪم هلائڻ ڏکيو آهي يعني ان ضرورت جي ڪري مجبوريءَ سان اُن کي رکيو ويو آهي جو اهڙيءَ قابليت جو ٻيو ماڻهو مسلمانن ۾ نٿو ملي، اُن تي حضرت اميرالمؤمنين فرمايو نصراني مري ويو والسلام يعني فرض ڪر ته اهو مري ويو ته ان وقت جيڪو انتظام ڪندين، اهو هاڻ ڪر ۽ ان کان هرگز ڪم نہ وٺ، هيءَ آخري ڳالهه آهي. (خازن). ١٣٦ يعني نفاق. ١٣٧ جيئن عبدالله بن ابيّ منافق چيو. ١٣٨ ۽ پنهنجي رسول محمّد مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن کي ڪامياب ۽ منصور ڪري ۽ سندن دين کي سيني دينن تي غالب ڪري ۽ مسلمانن کي سندن دشمنن يهودين ۽ نصرانين وغيره ڪافرن تي غلبو ڏيئي. اهڙي نموني اها خبر سچي ٿي ۽ الله جي ڪرم سان مڪي مڪرم ۽ يهودين جا شهر فتح ٿيا (خازن وغيره). ١٣٩ جيئن ته سرزمين حجاز کي يهودين کان پاڪ ڪرڻ ۽ اتي انهن جو نالو ۽ نشان باقي نہ رکڻ يا منافقن جا راز ظاهر ڪري اُنهن کي خوار ڪرڻ (خازن ۽ جلالين). ١٤٠ يعني نفاق يا منافقن جو هي خيال ته سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن ڪافرن جي مقابلي ۾ ڪامياب نہ ٿيندا. ١٤١ منافقن جي پردي کلڻ تي. ١٤٢ جو دنيا ۾ ذليل ۽ خوار ٿيا ۽ آخرت ۾ هميشگيءَ جي عذاب جا حقدار. ١٤٣ ڪافرن سان دوستي ۽ ياڻپي، ٻي دينيءَ ۽ مُرتد ٿيڻ جي خواهش ڪرڻ واري آهي، ان جي منع کان پوءِ مُرتدن جو ذڪر فرمايائين ۽ مُرتد ٿيڻ کان اڳ ماڻهن جي مُرتد ٿيڻ جي خبر ڏنائين، اهڙيءَ طرح اها خبر سچي ٿي ۽ گهڻا ماڻهو مُرتد ٿيا. ١٤٤ هيءَ صفت جن جي آهي، سي ڪير آهن؟ ان متعلق گهڻا قول آهن: حضرت علي المرتضىٰ حسن ۽ قتاده چيو ته اهي ماڻهو حضرت ابوبڪر صديق ۽ سندس ساٿي آهن، جن نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کان پوءِ مُرتد ٿيڻ ۽ زڪواة کان انڪاري ٿيڻ وارن سان جهاد ڪيو. عياض بن غنم اشعريءَ کان مروي آهي ته جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي، سيّد عالم صلى الله عليه وسلم جن حضرت ابوموسىٰ اشعريءَ جي نسبت فرمايو ته هيءُ اُنهن جي قوم آهي. هڪ قول هيءُ آهي ته اُهي ماڻهو يمن وارا آهن جن جي تعريف بخاري ۽ مسلم جي حديثن ۾ آئي آهي. سُدّيءَ جو قول آهي ته اُهي ماڻهو انصار آهن، جن رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت ڪئي ۽ انهن قولن ۾ ڪجھ منافات نہ آهن، ڇو ته اُنهن سڀني سڳورن جو اُنهن صفتن سان موصوف هجڻ صحيح آهي. ١٤٥ جن سان دوستي حرام آهي، اُنهن جو ذڪر فرمائڻ کان پوءِ انهن جو بيان فرمايائين، جن سان دوستي واجب آهي. شان نزول:- حضرت جابر رضى الله عنه فرمايو ته هيءَ آيت حضرت عبدالله بن سلام جي حق ۾ نازل ٿي. اُن سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ حاضر ٿي عرض ڪيو يا رسول الله! اسان جي قوم قريظه ۽ نضير اسان کي ڇڏي ڏنو ۽ قسم کنيو ته اُهي اسان سان مجالست (هم نشيني) نہ ڪندا، اُن تي هيءَ آيت نازل ٿي، ته پوءِ عبد الله بن سلام چيو، اسان راضي آهيون الله جي رب هجڻ تي، اُن جي رسول جي نبي هجڻ تي، مؤمنن جي دوست هجڻ تي. ۽ آيت جو حڪم سيني مؤمنن جي لاءِ عام آهي، سڀ هڪ ٻئي جا دوست ۽ محب آهن.

الصَّلٰوةَ وَيُؤْتُوْنَ الزَّكٰوةَ وَهُمْ رٰكِعُوْنَ ﴿۵۵﴾ وَمَنْ يَّتَوَلَّ اللّٰهَ

قائم ڪندا آهن ۽ زڪواة ڏيندا آهن ۽ الله جي درگاهه ۾ جهڪندا آهن ف۱۴۶ ۽ جيڪو الله ۽ ان

وَرَسُوْلَهٗ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا فَاِنَّ حِزْبَ اللّٰهِ هُمُ الْغٰلِبُوْنَ ﴿۵۶﴾

جي رسول ۽ مسلمانن کي پنهنجو دوست بنائي پوءِ بيشڪ الله جي جماعت ئي غالب آهي.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَتَّخِذُوا الَّذِيْنَ اتَّخَذُوْا دِيْنَكُمْ هُزُوًا وَّ

اي ايمان وارؤ! جن توهان جي دين کي کِل يوگ ۽ راند سمجهيو آهي ف۱۴۷

لَعِبًا مِّنَ الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْكِتٰبَ مِنْ قَبْلِكُمْ وَالْكُفَّارَ اَوْلِيَآءَ ۚ وَ

انهن مان جن کي توهان کان اڳ ۾ ڪتاب ڏنو ويو ۽ ڪافر ف۱۴۸ انهن مان ڪنهن کي پنهنجو دوست نه بنايو

اتَّقُوا اللّٰهَ اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿۵۷﴾ وَاِذَا نَادَيْتُمْ اِلَى الصَّلٰوةِ

۽ الله کان ڊڄندا رهو جيڪڏهن ايمان رکو ٿا ف۱۴۹ ۽ جڏهن توهان نماز جي واسطي آذان ڏيو ٿا

اتَّخَذُوْهَا هُزُوًا وَّلَعِبًا ۭ ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ قَوْمٌ لَّا يَعْقِلُوْنَ ﴿۵۸﴾ قُلْ

اهي ان کي يوگ ۽ راند بنائيندا آهن ف۱۵۰ اهو ان ڪري جو اهي صفا بي عقل ماڻهو آهن ف۱۵۱ توهان

يٰۤاَهْلَ الْكِتٰبِ هَلْ تَنْقِمُوْنَ مِنَّآ اِلَّآ اَنْ اٰمَنَّا بِاللّٰهِ وَمَآ اُنْزِلَ

فرمايو اي ڪتابيو! توهان کي اسان جو ڇا خراب لڳو آهي؟ نه ته اسان ايمان آندو الله تي ۽ ان تي

اِلَيْنَا وَمَآ اُنْزِلَ مِنْ قَبْلُ ۙ وَاَنَّ اَكْثَرَكُمْ فٰسِقُوْنَ ﴿۵۹﴾ قُلْ هَلْ

جو اسان جي طرف لٿو ۽ جيڪو اڳي نازل ٿيو ف۱۵۲ ۽ هي ته توهان مان اڪثر بي فرمان آهن. توهان فرمايو ڇا

اُنَبِّئُكُمْ بِشَرٍّ مِّنْ ذٰلِكَ مَثُوْبَةً عِنْدَ اللّٰهِ ۭ مَنْ لَّعَنَهُ اللّٰهُ وَ

مان توهان کي ٻڌايان ته الله وٽ ان کان بد تر درجي ۾ آهن ف۱۵۳ اهي جن تي الله لعنت ڪئي ۽

غَضِبَ عَلَيْهِ وَجَعَلَ مِنْهُمُ الْقِرَدَةَ وَالْخَنَازِيْرَ وَعَبَدَ الطَّاغُوْتَ ۭ

انهن تي ڏمريو ۽ انهن مان ڪيائين باندر ۽ سوئر ف۱۵۴ ۽ شيطان جا پوڄاري

اُولٰۤئِكَ شَرٌّ مَّكَانًا وَّاَضَلُّ عَنْ سَوَآءِ السَّبِيْلِ ﴿۶۰﴾ وَاِذَا جَآءُوْكُمْ

انهن جو ٺڪاڻو تمام بُرو آهي ف۱۵۵ ۽ اهي سڌي وات کان گهڻو ڀٽڪيل آهن ۽ جڏهن توهان ڪي اچن ف۱۵۶

قَالُوْٓا اٰمَنَّا وَقَدْ دَّخَلُوْا بِالْكُفْرِ وَهُمْ قَدْ خَرَجُوْا بِهٖ ۭ وَاللّٰهُ اَعْلَمُ

ته چوندا آهن اسان مسلمان آهيون حالانڪ اچڻ وقت به ڪافر هئا ۽ وڃڻ وقت به ڪافر ۽ الله چڱي طرح ڄاڻي



ع ۸ / ۶ / ۱۲

ف۱۴۶ جملو وَهُمْ رٰكِعُوْنَ ۾ سبب رکي ٿو: هڪ هي ته پهرين جملن تي معطوف هجي، ٻيو هي ته حال واقع هجي. پهريون سبب اظهر ۽ اقوىٰ آهي ۽ حضرت مترجم قدس سره جو ترجمو به انهي جي مدد ڪرڻ وارو آهي (جمل عن السمين). ٻئي سبب تي ٻه احتمال آهن: هڪ هي ته يُقِيْمُوْنَ وَيُؤْتُوْنَ ٻنهي فعلن جي فاعل سان حال واقع هجي. ان صورت ۾ معنىٰ هي ٿيندي ته اهي نيازي ۽ نوڙت سان نماز قائم ڪن ٿا ۽ زڪوٰة ڏين ٿا (تفسير ابو السعود). ٻيو احتمال هي آهي ته صرف يُؤْتُوْنَ جي فاعل سان حال واقع هجي، ان صورت ۾ معنىٰ هي ٿيندي ته نماز قائم ڪن ٿا ۽ نوڙت وارا ٿي زڪوٰة ڏين ٿا (جمل). ڪن جو قول هي آهي ته هي آيت حضرت على المرتضىٰ رضى الله تعالىٰ عنه جي شان ۾ آهي، جو ٻارڻ نماز ۾ سائل کي مُنڊي صدقي طور ڏني هئائون. اها مُنڊي آڱر مبارڪ ۾ ويڪري هئي، سواءِ گهڻي عمل جي نڪري ويئي، پر امام فخر الدين رازيءَ تفسير ڪبير ۾ ان جو گهڻي شدّ ۽ مدّ سان رد ڪيو آهي ۽ ان جي باطل هجڻ تي گهڻا سبب قائم ڪيا آهن. ف۱۴۷ شان نزول:- رفاعه بن زيد ۽ سويد بن حارث ٻئي اسلام جي اظهار ڪان پوءِ منافق ٿي ويا. ڪي مسلمان تن سان محبت رکندا هئا. الله تعالىٰ هيءَ آيت نازل فرمائي ۽ ٻڌايو ته زبان سان اسلام جو اظهار ڪرڻ ۽ دل ۾ ڪفر لڪائي رکڻ دين کي ٺٺولي ۽ راند بنائڻ آهي. ف۱۴۸ يعني بت پرست مُشرڪ، جيڪي ڪتابين کان به بدترين آهن (خازن). ف۱۴۹ چو ته خدا جي دشمن سان دوستي رکڻ ايمان واري جو ڪم نه آهي. ف۱۵۰ شان نزول:- ڪلبيءَ جو قول آهي ته جڏهن رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جو مؤذن نماز جي لاءِ آذان چوندو هو ۽ مسلمان اٿندا هئا ته يهودي کِلندا ۽ ٺٺولي ڪندا هئا. اِن تي هيءَ آيت نازل ٿي. سديءَ جو قول آهي ته مديني طيبه ۾ جڏهن مؤذن آذان ۾ اَشْهَدُ اَنْ لَّآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ ۽ اَشْهَدُ اَنَّ مُحَمَّدًا رَّسُوْلُ اللّٰهِ چوندو هو ته هڪ نصراني هي چوندو هو ته سڙي وڃي ڪوڙو. هڪ رات ان جي خادم باهه آندي ۽ اهو ۽ سندس گهر جا ماڻهو سمهيا پيا هئا، باهه مان اوچتو هڪ اُلو نڪتو جنهن سبب اهو نصراني گهر ۽ گهر جي ماڻهن سميت سڙي ختم ٿي ويو. ف۱۵۱ جيڪي اهڙيون بيوقوفيا نه ۽ جاهلانه حرڪتون ڪن ٿا. هن آيت مان معلوم ٿيو ته آذان قرآن جي نص سان به ثابت آهي. ف۱۵۲ شان نزول:- يهودين جي هڪ جماعت سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن کان دريافت ڪيو ته توهان نبين مان ڪنهن ڪنهن کي مڃيو ٿا؟ ان سوال مان انهن جو هي مطلب هو ته جيڪڏهن پاڻ حضرت عيسىٰ عليه السلام کي نه مڃين ته پوءِ اهي متا نئين ايمان آڻين ۽ حضور جن ان جي جواب ۾ فرمايو ته مان الله تي ايمان رکان ٿو ۽ جيڪو اسان تي نازل فرمايو ۽ جيڪي حضرت ابراهيم، اسماعيل، اسحاق، يعقوب ۽ اسباط عليهم السلام جن تي نازل فرمايو ۽ جيڪي حضرت عيسىٰ ۽ موسىٰ کي ڏنو ويو (توريت ۽ انجيل) ۽ جيڪي ٻين نبين کي انهن جي رب جي طرفان ڏنو ويو، سڀني کي مڃيان ٿو. اسان نبين ۾ فرق نه ٿا ڪريون ته ڪنهن کي مڃيون ۽ ڪنهن کي نه مڃيون. جڏهن انهن کي معلوم ٿيو ته پاڻ حضرت عيسىٰ جي نبوت کي به مڃين ٿا ته پوءِ اهي سندن نبوت جا انڪاري ٿي ويا ۽ چوڻ لڳا جيڪو عيسىٰ کي مڃي، ان تي اسان ايمان نه آڻينداسون. اُن تي هيءَ آيت نازل ٿي. ف۱۵۳ ته ان برحق دين وارن کي ته توهان صرف پنهنجي بغض ۽ دشمنيءَ جي ڪري ئي برو چئو ٿا ۽ توهان تي الله تعالىٰ لعنت ڪئي ۽ غضب فرمايو ۽ آيت ۾ جيڪو ذڪر ٿيل آهي، سو توهان جو حال ٿيو، پوءِ بد تر درجي ۾ ته توهان پاڻ آهيو، سو ڪجهه دل ۾ سوچيو. ف۱۵۴ صورتون مسخ ڪري. ف۱۵۵ ۽ اهو جهنم آهي. ف۱۵۶ شان نزول:- هيءَ آيت يهودين جي هڪ جماعت جي حق ۾ نازل ٿي، جن سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿي پنهنجي ايمان ۽ اخلاص جو اظهار ڪيو ۽ ڪفر ۽ گمراهي کي لڪائي رکيو. الله تعالىٰ هي آيت نازل فرمائي پنهنجي حبيب صلى الله عليه وسلم جن کي انهن جي حال جي خبر ڏني.

بِمَا كَانُوْا يَكْتُمُوْنَ ﴿٦١﴾ وَتَرٰى كَثِيْرًا مِّنْهُمْ يُسَارِعُوْنَ فِى الْاِثْمِ
جيڪي لڪائي رهيا آهن. ۽ انهن مان ١٥٧ ڪيترن کي ڏسندين جو گناه ۽ زيادتي ۽ حرام

وَالْعُدْوَانِ وَاَكْلِهِمُ السُّحْتَ ؕ لَبِئْسَ مَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿٦٢﴾ لَوْلَا
خوريءَ ڏانهن ڊڪ پيا ڪن ١٥٨ بيشڪ تمام برا ڪم ڪندا آهن. انهن کي

يَنْهٰهُمُ الرَّبّٰنِيُّوْنَ وَالْاَحْبَارُ عَنْ قَوْلِهِمُ الْاِثْمَ وَاَكْلِهِمُ
ڇو نه ٿا منع ڪن سندن پادري ۽ درويش گناه جي ڳالھ چوڻ ۽ حرام کائڻ

السُّحْتَ ؕ لَبِئْسَ مَا كَانُوْا يَصْنَعُوْنَ ﴿٦٣﴾ وَقَالَتِ الْيَهُوْدُ يَدُ اللّٰهِ
کان بيشڪ ڏاڍا برا ڪم ڪري رهيا آهن ١٥٩ ۽ يهودي چوڻ لڳا ته الله جو هٿ

مَغْلُوْلَةٌ ؕ غُلَّتْ اَيْدِيْهِمْ وَلُعِنُوْا بِمَا قَالُوْا ۘ بَلْ يَدٰهُ مَبْسُوْطَتٰنِ ۙ
ٻڌل آهي ١٦٠ انهن جا هٿ ٻڌا وڃن ١٦١ ۽ انهن تي انهيءَ چوڻ جي ڪري لعنت آهي بلڪ سندس هٿ ڪشادا

يُنْفِقُ كَيْفَ يَشَآءُ ؕ وَلَيَزِيْدَنَّ كَثِيْرًا مِّنْهُمْ مَّآ اُنْزِلَ اِلَيْكَ
آهن ١٦٢ عطا فرمائيندو آهي جيئن وڻيس ١٦٣ ۽ اي محبوب! جيڪو توهان جي طرف ١٦٤ توهان جي رب جي طرفان

مِنْ رَّبِّكَ طُغْيَانًا وَّكُفْرًا ؕ وَاَلْقَيْنَا بَيْنَهُمُ الْعَدَاوَةَ وَالْبَغْضَآءَ
لٿو ان جي ڪري گھڻن جي شرارت ۽ ڪفر ۾ ترقي ٿيندي ١٦٥ ۽ انهن ۾ اسان قيامت تائين پاڻ

اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ ؕ كُلَّمَآ اَوْقَدُوْا نَارًا لِّلْحَرْبِ اَطْفَاَهَا اللّٰهُ ۙ
۾ دشمني ۽ وير وجهي ڇڏيو ١٦٦ جڏهن به لڙائيءَ جي باھ ٻرڪائيندا آهن الله ان کي وسائي ڇڏيندو

وَيَسْعَوْنَ فِى الْاَرْضِ فَسَادًا ؕ وَاللّٰهُ لَا يُحِبُّ الْمُفْسِدِيْنَ ﴿٦٤﴾
آهي ١٦٧ ۽ زمين ۾ فساد جي واسطي ڊڪندا رهندا آهن، ۽ الله فسادين کي پسند نه فرمائيندو آهي

وَلَوْ اَنَّ اَهْلَ الْكِتٰبِ اٰمَنُوْا وَاتَّقَوْا لَكَفَّرْنَا عَنْهُمْ سَيِّاٰتِهِمْ
۽ جيڪڏهن ڪتاب وارا ايمان آڻين ها ۽ پرهيزگاري ڪن ها ته ضرور اسان سندن گناه لاهي ڇڏيون ها

وَلَاَدْخَلْنٰهُمْ جَنّٰتِ النَّعِيْمِ ﴿٦٥﴾ وَلَوْ اَنَّهُمْ اَقَامُوا التَّوْرٰىةَ
۽ ضرور انهن کي آرام وارن باغن ۾ وٺي وڃون ها. ۽ جيڪڏهن اهي قائم رکن ها توريت

وَالْاِنْجِيْلَ وَمَآ اُنْزِلَ اِلَيْهِمْ مِّنْ رَّبِّهِمْ لَاَكَلُوْا مِنْ فَوْقِهِمْ
۽ انجيل ١٦٨ ۽ جيڪي انهن ڏي سندن رب جي طرف کان لٿو ١٦٩ ته انهن کي رزق ملي ها مٿان کان



١٥٧ يعني يهودين.

١٥٨ گناه هر معصيت ۽ نافرمانيءَ تي مشتمل آهي. ڪن مفسرن جو خيال آهي ته گناه مان توريت جي مضمون جو لڪائڻ ۽ ان ۾ سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي وصفن ۽ پلائين جو مخفي رکڻ ۽ توريت ۾ پنهنجي طرفان ڪجھ وڌائڻ ۽ حرام خوريءَ سان رشوتون وغيره مراد آهن. (خازن).

١٥٩ جو ماڻهن کي گناهن ۽ برن ڪمن کان نه ٿا روڪين. مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته عالمن تي نصيحت ۽ برائيءَ کان روڪڻ واجب آهي ۽ جيڪو شخص بڇڙي ڳالھ کان منع ڪرڻ ترڪ ڪري ۽ نهي منڪر کان پري رهي، سو گناه جي مرتڪب هجڻ جي منزل تي آهي.

١٦٠ يعني معاذ الله اهو بخيل آهي.

شان نزول:- حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته يهودي گھڻا خوش حال ۽ نهايت دولتمند هئا، جڏهن انهن سيّد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي تڪذيب ڪئي ۽ مخالفت ڪئي ته پوءِ انهن جي روزي گھٽجي ويئي. ان وقت فخاض يهودي چيو ته الله جو (معاذ الله) هٿ ٻڌل يعني معاذ الله اهو رزق ڏيڻ ۽ خرچ ڪرڻ ۾ بخل ڪري ٿو، ان جي ان قول تي ڪنهن يهودي ان کي منع نه ڪئي، بلڪ راضي رهيا، انهيءَ ڪري هيءَ سڀني جو مقولو قرار ڏنو ۽ هيءَ آيت انهن جي حق ۾ نازل ٿي.

١٦١ تنگي ۽ سخاوت مان ارشاد جو هي اثر ٿيو ته دنيا ۾ يهودي سڀني کان وڌيڪ بخيل ٿي ويا، يا هيءَ معنىٰ آهي ته انهن جا هٿ جهنم ۾ ٻڌا وڃن ۽ اهڙيءَ طرح کين دوزخ جي باھ ۾ وڌو وڃي، انهن جي هن بيهودگيءَ ۽ گستاخيءَ جي سزا ۾.

١٦٢ اهو سخي ۽ ڪريم آهي.

١٦٣ پنهنجيءَ حڪمت جي موافق، هن ۾ ڪنهن کي به اعتراض گنجائش نه آهي.

١٦٤ قرآن شريف.

١٦٥ يعني جيترو قرآن پاڪ لهندو ويندو، اوترو حسد ۽ بغض وڌندو ويندو ۽ اهي ان سان گڏ ڪفر ۽ سرڪشيءَ ۾ به وڌندا ويندا.

١٦٦ اهي سدائين هڪٻئي سان اختلاف ڪندا رهندا ۽ انهن جون دليون ڪڏهن به نه ملنديون.

١٦٧ ۽ انهن جي مدد نه ٿو فرمائي، اهي ذليل ٿين ٿا.

١٦٨ هن طرح ته سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن تي ايمان آڻن ۽ سندن اتباع ڪن ها، ڇو ته توريت ۽ انجيل ۾ ان جو حڪم ڏنو ويو آهي.

١٦٩ يعني سمورا ڪتاب، جيڪي الله تعالىٰ پنهنجن رسولن تي نازل فرمايا، سڀني ۾ سيد الانبياء صلى الله عليه وسلم جن جو ذڪر ۽ مٿن ايمان آڻڻ جو حڪم آهي.

وَمِنْ تَحْتِ اَرْجُلِهِمْ ؕ مِنْهُمْ اُمَّةٌ مُّقْتَصِدَةٌ ؕ وَكَثِيْرٌ

۽انهن جي پيرن جي هيٺان کان ف١٧٠ انهن مان هڪ جماعت وچڙائيءَ جي راهه تي آهي ف١٧١ ۽ انهن مان

مِّنْهُمْ سَآءَ مَا يَعْمَلُوْنَ ﴿٦٦﴾ يٰٓاَيُّهَا الرَّسُوْلُ بَلِّغْ مَآ اُنْزِلَ اِلَيْكَ مِنْ

گهڻا نهايت بُرا ڪم ڪري رهيا آهن. ف١٧٢ اي رسول پهچائي ڇڏ جيڪي ڪجهه توهان ڏانهن لٿو

رَّبِّكَ ؕ وَاِنْ لَّمْ تَفْعَلْ فَمَا بَلَّغْتَ رِسَالَتَهٗ ؕ وَاللّٰهُ يَعْصِمُكَ

توهان جي رب جي طرفان ف١٧٣ ۽ ايئن نه ٿيو ته توهان ان جو ڪو پيغام نه پهچايو ۽ الله توهان جي

مِنَ النَّاسِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَا يَهْدِى الْقَوْمَ الْكٰفِرِيْنَ ﴿٦٧﴾ قُلْ يٰٓاَهْلَ

نگهباني فرمائيندو ماڻهن کان ف١٧٤ بيشڪ الله ڪافرن کي راهه نه ٿو ڏي. توهان فرمايو اي

الْكِتٰبِ لَسْتُمْ عَلٰى شَىْءٍ حَتّٰى تُقِيْمُوا التَّوْرٰىةَ وَالْاِنْجِيْلَ وَمَآ

ڪتابيو! توهان ڪجهه به نه آهيو ف١٧٥ جيستائين قائم نه ڪيو جو ڪجهه توهان جي طرف توهان جي رب جي

اُنْزِلَ اِلَيْكُمْ مِّنْ رَّبِّكُمْ ؕ وَلَيَزِيْدَنَّ كَثِيْرًا مِّنْهُمْ مَّآ اُنْزِلَ اِلَيْكَ

طرفان لٿو ف١٧٦ ۽ بيشڪ اي محبوب جيڪو توهان جي طرف توهان جي رب وٽان لٿو

مِنْ رَّبِّكَ طُغْيَانًا وَّكُفْرًا ۚ فَلَا تَاْسَ عَلَى الْقَوْمِ الْكٰفِرِيْنَ ﴿٦٨﴾ اِنَّ

اُن جي ڪري انهن مان گهڻن ۾ شرارت ۽ ڪفر جي اڃان ترقي ٿيندي. ف١٧٧ پوءِ توهان ڪافرن جو ڪو غم

الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَالَّذِيْنَ هَادُوْا وَالصّٰبِئُوْنَ وَالنَّصٰرٰى مَنْ

نه ڪريو. بيشڪ اهي جيڪي پنهنجي ٻاڻ کي مسلمان چوندا آهن ف١٧٨ ۽ اهڙيءَ طرح يهودي ۽ ستارا پرست ۽ نصراني انهن مان

اٰمَنَ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ وَعَمِلَ صَالِحًا فَلَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ

جن سچي دل سان الله ۽ قيامت تي ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا ته انهن تي نه ڪو ڊپ آهي ۽ نه

وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ﴿٦٩﴾ لَقَدْ اَخَذْنَا مِيْثَاقَ بَنِىْٓ اِسْرَآءِيْلَ وَاَرْسَلْنَآ

وري ڪجهه غم. بيشڪ اسان بني اسرائيل کان عهد ورتو ف١٧٩ ۽ انهن جي طرف رسول

اِلَيْهِمْ رُسُلًا ؕ كُلَّمَا جَآءَهُمْ رَسُوْلٌ ۢبِمَا لَا تَهْوٰٓى اَنْفُسُهُمْ ۙ فَرِيْقًا

موڪليا. جڏهن به انهن وٽ ڪو رسول اهڙي ڳالهه کڻي آيو جيڪا انهن جي دل جي خواهش (پسند) نه هئي ف١٨٠

كَذَّبُوْا وَفَرِيْقًا يَّقْتُلُوْنَ ﴿٧٠﴾ وَحَسِبُوْٓا اَلَّا تَكُوْنَ فِتْنَةٌ فَعَمُوْا

ته هڪ ٽوليءَ کي ڪوڙو چيائون ۽ ٻيءَ ٽوليءَ کي شهيد ڪندا هئا ف١٨١ ۽ هن گمان ۾ آهن ته انهن کي سزا نه ملندي ف١٨٢

---

ف١٧٠ يعني رزق جي گهڻائي ٿئي ها ۽ اهو هر طرف کان پهچي ها.

فائده:- هن آيت مان معلوم ٿيو ته دين جي پابندي ۽ الله تعالىٰ جي اطاعت ۽ فرمانبرداريءَ سان رزق ۾ ڪشادگي ٿئي ٿي.

ف١٧١ حد کان تجاوز نه ٿو ڪري، هي يهودين مان اهي ماڻهو آهن جن سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن تي ايمان آندو.

ع ١٩ ١٠ ١٣

ف١٧٢ جيڪي ڪُفر تي جميل آهن.

ف١٧٣ ۽ ڪو انديشو نه ڪريو.

ف١٧٤ يعني ڪافرن کان، جيڪي توهان جي قتل جو ارادو رکن ٿا.

سفر ۾ سدائين رات جو حضور اقدس صلى الله عليه وسلم جن تي پهرو ڏنو ويندو هو، جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي ته پهرو هٽايو ويو ۽ حضور جن پهريدارن کي فرمايو ته توهان هليا وڃو، الله تعالىٰ منهنجي حفاظت فرمائي آهي.

ف١٧٥ ڪنهن به دين ۽ ملت ۾ نه آهيو.

ف١٧٦ يعني قرآن پاڪ. اُنهن سڀني ڪتابن ۾ سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي نعت ۽ صفت ۽ مٿن ايمان آڻڻ جو حڪم آهي، جيستائين حضور جن تي ايمان نه آڻين، تيستائين توريت ۽ انجيل جي اقامت جي دعوىٰ صحيح نٿي ٿي سگهي.

ف١٧٧ جو ته جيترو قرآن پاڪ نازل ٿيندو ويندو اهي حسد ۽ بغض جي ڪري ان جي انڪار ۾ وڌيڪ سختي ڪندا ويندا.

ف١٧٨ ۽ دل ۾ ايمان نٿا رکن، منافق آهن.

ف١٧٩ توريت ۾ ته الله تعالىٰ ۽ ان جي رسولن تي ايمان آڻن ۽ حڪمِ الاهيءَ جي مطابق عمل ڪن.

ف١٨٠ ۽ اُنهن، نبين سڳورن جي احڪام کي پنهنجن خواهشن جي خلاف لڌو ته پوءِ اُنهن مان.

ف١٨١ نبين سڳورن جي تڪذيب ۾ ته يهودي ۽ نصراني سڀ شريڪ آهن، مگر قتل ڪرڻ خاص يهودين جو ڪم آهي ۽ انهن گهڻن نبين سڳورن کي شهيد ڪيو، جن مان حضرت زڪريا ۽ حضرت يحيىٰ عليهما السلام به آهن.

ف١٨٢ ۽ اهڙن سخت گناهن تي به عذاب نه ڪيو ويندو.

وَصَمُّوْا ثُمَّ تَابَ اللّٰهُ عَلَيْهِمْ ثُمَّ عَمُوْا وَصَمُّوْا كَثِيْرٌ مِّنْهُمْ ؕ

پوءِ انڌا ۽ ٻوڙا ٿي ويا[183] پوءِ الله سندن توبه قبول ڪئي[184] پوءِ انهن مان گهڻا انڌا ۽ ٻوڙا ٿيا

وَاللّٰهُ بَصِيْرٌ بِمَا يَعْمَلُوْنَ ﴿٧١﴾ لَقَدْ كَفَرَ الَّذِيْنَ قَالُوْٓا اِنَّ اللّٰهَ هُوَ

۽ الله سندن ڪم ڏسي رهيو آهي. بيشڪ اهي ڪافر آهن، جيڪي چون ٿا ته الله ته ساڳيو

الْمَسِيْحُ ابْنُ مَرْيَمَ ؕ وَقَالَ الْمَسِيْحُ يٰبَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ اعْبُدُوا

مسيح پٽ مريم جو آهي[185] ۽ مسيح ته چيو هو، اي بني اسرائيل! الله جي عبادت

اللّٰهَ رَبِّيْ وَرَبَّكُمْ ؕ اِنَّهٗ مَنْ يُّشْرِكْ بِاللّٰهِ فَقَدْ حَرَّمَ اللّٰهُ عَلَيْهِ

ڪريو جيڪو منهنجو رب[186] ۽ توهان جو رب آهي، بيشڪ جنهن الله سان شرڪ ڪيو، الله ان تي

الْجَنَّةَ وَمَاْوٰىهُ النَّارُ ؕ وَمَا لِلظّٰلِمِيْنَ مِنْ اَنْصَارٍ ﴿٧٢﴾

جنت حرام ڪري ڇڏي ۽ ان جو ٽڪاڻو دوزخ آهي، ۽ ظالمن جو ڪو به مددگار نه آهي

لَقَدْ كَفَرَ الَّذِيْنَ قَالُوْٓا اِنَّ اللّٰهَ ثَالِثُ ثَلٰثَةٍ ۘ وَمَا مِنْ اِلٰهٍ

بيشڪ ڪافر آهن اهي جيڪي چوندا آهن ته الله ٽن خدائن مان ٽيون آهي[187] حالانڪ خدا ته نه

اِلَّآ اِلٰهٌ وَّاحِدٌ ؕ وَاِنْ لَّمْ يَنْتَهُوْا عَمَّا يَقُوْلُوْنَ لَيَمَسَّنَّ الَّذِيْنَ

آهي مگر هڪڙو خدا[188] ۽ جيڪڏهن پنهنجي ڳالهه کان نه مُڙيا[189] ته جيڪي انهن مان ڪافر ٿي

كَفَرُوْا مِنْهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿٧٣﴾ اَفَلَا يَتُوْبُوْنَ اِلَى اللّٰهِ وَيَسْتَغْفِرُوْنَهٗ ؕ

مريندا انهن کي ضرور دردناڪ عذاب پهچندو. پوءِ ڇو نه ٿا رجوع ڪن الله جي طرف ۽ انهيءَ کان بخشش

وَاللّٰهُ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿٧٤﴾ مَا الْمَسِيْحُ ابْنُ مَرْيَمَ اِلَّا رَسُوْلٌ ۚ قَدْ خَلَتْ

گهرن ۽ الله بخشيندڙ مهربان آهي. مسيح پٽ مريم نه آهي مگر هڪ رسول[190] ان کان اڳ ڪافي

مِنْ قَبْلِهِ الرُّسُلُ ؕ وَاُمُّهٗ صِدِّيْقَةٌ ؕ كَانَا يَاْكُلٰنِ الطَّعَامَ ؕ اُنْظُرْ

رسول ٿي گذريا آهن[191] ۽ ان جي ماءُ صديقه (گهڻي سچار) آهي[192] ٻئي کاڌو کائيندا هئا[193] ڏسو ته اسان

كَيْفَ نُبَيِّنُ لَهُمُ الْاٰيٰتِ ثُمَّ انْظُرْ اَنّٰى يُؤْفَكُوْنَ ﴿٧٥﴾ قُلْ

ڪيئن صاف نشانيون انهن جي واسطي بيان ڪريون ٿا، پوءِ ڏسو ته ڪيئن ابتو وڃن ٿا. توهان فرمايو

اَتَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ مَا لَا يَمْلِكُ لَكُمْ ضَرًّا وَّلَا نَفْعًا ؕ وَاللّٰهُ

ڇا! الله کان سواءِ اهڙي جي پوڄا ڪريو ٿا جو توهان جي نقصان جو مالڪ آهي نه نفعي جو[194] ۽ الله ئي



[183] حق کي ڏسڻ ۽ ٻڌڻ کان. اهو انهن جي انتهائي جهالت، نهايت ڪفر ۽ حق جي قبول ڪرڻ کان غايت درجي سان منهن ڦيرڻ جو بيان آهي.

[184] جڏهن انهن حضرت موسىٰ عليه السلام کان پوءِ توبه ڪئي، ان کان پوءِ پيهر.

[185] نصارن جا گهڻا فرقا آهن، تن مان يعقوبيه ۽ ملڪانيه جو هي قول هو ته مريم الٰه (معبود) ڄڻيو ۽ هي به چوندا هئا ته الٰه (معبود) عيسىٰ جي ذات ۾ حلول ڪيو ۽ اهو ان سان متحد ٿي ويو ته پوءِ عيسىٰ الٰه (معبود) ٿي ويو. تَعَالَى اللّٰهُ عَنْ ذٰلِكَ عُلُوًّا كَبِيْرًا (خازن).

[186] ۽ مان ان جو ٻانهو آهيان، معبود نه آهيان.

[187] هي قول نصرانين جي مرقوسيه ۽ نسطوريه فرقن جو آهي، گهڻن مفسرن جو قول آهي ته هن مان انهن جي هيءَ مراد هئي ته الله، مريم ۽ عيسىٰ ٽيئي معبود آهن ۽ معبود هجڻ انهن سڀني ۾ مشترڪ آهي. متڪلمين فرمايو آهي ته نصراني چون ٿا ته پيءُ، پٽ ۽ روح القدس ٽيئي معبود هڪ آهن.

[188] نه ان جو ڪو ثاني نه ثالث، اهو هيڪڙائيءَ سان موصوف آهي، ان جو ڪو به شريڪ نه آهي، پيءُ، پٽ ۽ گهر واري سڀني کان پاڪ آهي.

[189] ۽ شرڪ هجڻ جا اعتقادي رهيا ۽ توحيد اختيار نه ڪيائون.

[190] انهن کي معبود مڃڻ غلط، باطل ۽ ڪفر آهي.

[191] اهي به معجزا رکندا هئا. اهي معجزا سندن نبوت جي تصديق جا دليل هئا. اهڙيءَ طرح حضرت عيسىٰ عليه السلام به رسول آهي، سندس معجزا به نبوت جا دليل آهن، اُن کي رسول ئي مڃڻ گهرجي، جيئن ٻين نبين سڳورن کي معجزن جي ڪري خُدا نه ٿا مڃيو، ان کي به خُدا نه مڃيو.

[192] جيڪا پنهنجي رب جي ڪلمن ۽ ان جي ڪتابن جي تصديق ڪندڙ آهي.

[193] هن ۾ نصرانين جو رد آهي، جو ته معبود غذا جو محتاج نه ٿو ٿي سگهي، پوءِ جيڪو غذا کائي، جسم رکي، ان جسم ۾ تحليل واقع ٿئي، غذا ان جو بدل بڻجي سو معبود ڪيئن ٿي سگهي ٿو!! ؟

[194] هي شرڪ جي باطل هجڻ جو هڪ ٻيو دليل آهي. هن جو خلاصو هيءَ آهي ته معبود اهو ئي ٿي سگهي ٿو، جيڪو نفعي ۽ نقصان وغيره هر شيءِ تي ذاتي قدرت ۽ اختيار رکندو هجي. جيڪو ايئن نه هجي ته اهو معبود نه ٿو ٿي سگهي، ۽ حضرت عيسىٰ عليه السلام نفعي ۽ نقصان جو بالذات مالڪ نه هو، الله تعالىٰ جي مالڪ ڪرڻ سان مالڪ ٿيو، پوءِ ان جي الوهيت جي طرف نسبت ڪرڻ جو اعتقاد باطل آهي (تفسير ابوالسعود).

هُوَ السَّمِيعُ الْعَلِيمُ ﴿٧٦﴾ قُلْ يٰٓأَهْلَ الْكِتٰبِ لَا تَغْلُوا فِي دِينِكُمْ

بڌندڙ ڄاڻندڙ آهي . توهان فرمايو ، اي ڪتابيو پنهنجي دين ۾ ناحق زيادتي نہ ڪريو ف١٩٥

غَيْرَ الْحَقِّ وَلَا تَتَّبِعُوٓا أَهْوَآءَ قَوْمٍ قَدْ ضَلُّوا مِنْ قَبْلُ وَ

۽ اهڙن ماڻهن جي خواهشن تي نہ هلو ف١٩٦ جيڪي پاڻ اڳي ئي گمراهہ ٿي چڪا

أَضَلُّوا كَثِيرًا وَضَلُّوا عَنْ سَوَآءِ السَّبِيلِ ﴿٧٧﴾ ع لُعِنَ الَّذِينَ كَفَرُوا

ڪيترن گهڻن کي بہ گمراهہ ڪيائون ۽ سڌي واٽ کان ڀٽڪي ويا . انهن تي لعنت ڪئي وئي جن

مِنْ بَنِيٓ إِسْرٰٓءِيلَ عَلٰى لِسَانِ دَاوُدَ وَعِيسَى ابْنِ مَرْيَمَ ذٰلِكَ بِمَا

ڪفر ڪيو بني اسرائيل مان داؤد ۽ عيسىٰ بن مريم جي زباني ف١٩٧ هي بدلو آهي ف١٩٨

عَصَوْا وَّكَانُوا يَعْتَدُونَ ﴿٧٨﴾ كَانُوا لَا يَتَنَاهَوْنَ عَنْ مُّنْكَرٍ فَعَلُوهُ

سندن نافرماني ۽ سرڪشي جو. جيڪي بد ڪم ڪن پيا تن کان هڪ ٻئي کي نہ روڪيندا هئا

لَبِئْسَ مَا كَانُوا يَفْعَلُونَ ﴿٧٩﴾ تَرٰى كَثِيرًا مِّنْهُمْ يَتَوَلَّوْنَ الَّذِينَ كَفَرُوا

ضرور نهايت ئي بُرا ڪم ڪندا هئا. ف١٩٩ انهن مان توهان گهڻن کي ڏسندؤ جو ڪافرن سان دوستي رکن ٿا

لَبِئْسَ مَا قَدَّمَتْ لَهُمْ أَنْفُسُهُمْ أَنْ سَخِطَ اللّٰهُ عَلَيْهِمْ وَفِي الْعَذَابِ

ڪهڙي نہ بُري شيءِ پنهنجي واسطي پاڻ اڳي موڪليائون، هيءَ تہ الله جو انهن تي غضب ٿيو ۽ اهي

هُمْ خٰلِدُونَ ﴿٨٠﴾ وَلَوْ كَانُوا يُؤْمِنُونَ بِاللّٰهِ وَالنَّبِيِّ وَمَآ أُنْزِلَ

هميشه عذاب ۾ رهندا. ف٢٠٠ ۽ جيڪڏهن اهي ايمان آڻين ها ف٢٠١ الله ۽ هن نبيءَ تي ۽ جيڪو

إِلَيْهِ مَا اتَّخَذُوهُمْ أَوْلِيَآءَ وَلٰكِنَّ كَثِيرًا مِّنْهُمْ فٰسِقُونَ ﴿٨١﴾ لَتَجِدَنَّ

ان تي لٿو تہ ڪافرن سان دوستي نہ رکن ها ف٢٠٢ مگر انهن مان گهڻا فاسق آهن .

أَشَدَّ النَّاسِ عَدٰوَةً لِّلَّذِينَ اٰمَنُوا الْيَهُودَ وَالَّذِينَ أَشْرَكُوا

ضرور تون مسلمانن جو سڀني کان وڌيڪ دشمن يهودين ۽ مشرڪن کي لهندين.

وَلَتَجِدَنَّ أَقْرَبَهُمْ مَّوَدَّةً لِّلَّذِينَ اٰمَنُوا الَّذِينَ قَالُوٓا إِنَّا نَصٰرٰى

۽ ضرور تون مسلمانن جي دوستيءَ ۾ سڀني کان وڌيڪ ويجهو انهن کي ڏسندين جيڪي چوندا هئا تہ اسان عيسائي

ذٰلِكَ بِأَنَّ مِنْهُمْ قِسِّيسِينَ وَرُهْبَانًا وَّأَنَّهُمْ لَا يَسْتَكْبِرُونَ ﴿٨٢﴾

آهيون ف٢٠٣ هيءَ ان ڪري جو انهن ۾ گهڻا عالم ۽ درويش آهن ۽ وڏائي نہ ڪندا آهن ف٢٠٤

ف١٩٥ يهودين جي هيءَ زيادتي آهي تہ اهي حضرت عيسىٰ عليہ السلام جي نبوت ئي نہ ٿا مڃن ۽ نصرانين جي زيادتي هيءَ آهي جو اُن کي معبود ٺهرائين ٿا. ف١٩٦ يعني پنهنجن بددين ابن ڏاڏن وغيره جي. ف١٩٧ ايلہ جي رهاڪن جڏهن حد کان تجاوز ڪيو ۽ ڇنڇر جي ڏينهن شڪار منع هجڻ جي باوجود حڪم جي مخالفت ڪيائون، تہ پوءِ حضرت داؤد عليہ السلام اُنهن تي لعنت ڪئي ۽ اُنهن جي حق ۾ بددعا فرمائي تہ اهي باندرن ۽ خنزيرن جي شڪلين ۾ ڦيرايا ويا ۽ مائده (خوانچي) وارن جڏهن نازل ٿيل خوانچي جي نعمتن جي کائڻ کان پوءِ ڪفر ڪيو تہ پوءِ حضرت عيسىٰ عليہ السلام تن جي حق ۾ بددعا فرمائي تہ اُهي خنزير ۽ باندر ٿي ويا ، اُنهن جو تعداد پنج هزار هو (جمل وغيره). ڪن مفسرن جو قول آهي تہ يهودي پنهنجن وڏن تي فخر ڪندا هئا ۽ چوندا هئا تہ اسان نبين سڳورن جو اولاد آهيون. هن آيت ۾ کين ٻڌايو ويو تہ انهن نبين سڳورن مٿن لعنت ڪئي آهي. هڪ قول هيءَ آهي تہ حضرت داؤد ۽ حضرت عيسىٰ عليهما السلام مٿن لعنت ڪئي آهي. هڪ قول هيءَ بہ آهي تہ حضرت داؤد ۽ حضرت عيسىٰ عليہ السلام ، حضرت سيّد عالم محمد مصطفىٰ صلى الله عليہ وسلم جن جي جلوه افروزيءَ جي خوشخبري ڏني ۽ حضور جن تي ايمان نہ آڻڻ ۽ ڪفر ڪرڻ وارن تي لعنت ڪئي. ف١٩٨ لعنت. ف١٩٩ مسئلو:- آيت مان ثابت ٿيو تہ نهي منڪر يعني ماڻهن کي بُرائيءَ کان روڪڻ واجب آهي ۽ بڇڙائيءَ کان نہ روڪڻ سخت گناهہ آهي. ترمذيءَ جي حديث ۾ آهي تہ جڏهن بني اسرائيل گناهن ۾ مبتلا ٿيا تہ اُنهن کي عالمن پهريائين تہ منع ڪئي ، جڏهن اهي باز نہ آيا تہ پوءِ اهي عالم بہ انهن سان ملي ويا ۽ کائڻ پيئڻ ۽ اٿڻ ويهڻ ۾ انهن سان شامل ٿي ويا. سندن گناهہ ۽ زيادتيءَ جو هي نتيجو نڪتو جو الله تعالىٰ حضرت داؤد ۽ حضرت عيسىٰ عليهما السلام جي زبان سان مٿن لعنت آندي. ف٢٠٠ مسئلو- هن آيت مان ثابت ٿيو تہ ڪافرن سان دوستي ۽ ياريءَ حرام ۽ الله جي غضب جو سبب آهي. ف٢٠١ نفاق کان سواءِ صرف صدق ۽ اخلاص سان. ف٢٠٢ هن مان ثابت ٿيو تہ مشرڪن سان دوستي ۽ ياريءَ نفاق جي نشاني آهي. ف٢٠٣ هن آيت ۾ سندن مدح آهي ، جو نبي ڪريم صلى الله عليہ وسلم جن جي زماني تائين حضرت عيسىٰ عليہ السلام جي دين تي رهيا ۽ سرڪار عالم صلى الله عليہ وسلم جن جي بعثت معلوم ٿيڻ تي حضور عليہ السلام جن تي ايمان آندائون. شان نزول:- اسلام جي شروعات ۾ جڏهن قريش ڪافرن ، مسلمانن کي ايذاءَ ڏنا تہ پوءِ صحابہ ڪرام مان ٻارهن مردن ۽ چئن عورتن حضور جن جي حڪم سان حبشہ جي طرف هجرت ڪئي ، انهن مهاجرن جا نالا هي آهن: ١ حضرت عثمان غني ۽ سندس گهر واري حضرت ٢ رقيہ بنت رسول الله صلى الله عليہ وسلم ، ٣ حضرت زبير ٤ حضرت عبدالله بن مسعود ، ٥ حضرت عبدالرحمٰن بن عوف ، ٦ حضرت ابوحذيفہ ۽ سندس گهرواري ٧ حضرت سهلہ بنت سهيل ، ٨ حضرت مصعب بن عمير ، ٩ حضرت ابوسلمہ ۽ سندس گهر واري حضرت ١٠ ام سلمہ بنت اميہ ، حضرت ١١ عثمان بن مظعون ، حضرت ١٢ عامر بن ربيعہ ۽ سندس گهرواري حضرت ليلىٰ ١٣ بنت ابي خثيمہ ، حضرت حاطب ١٤ بن عمرو ۽ حضرت ١٥ سهيل بن بيضاء رضي الله عنهم. اهي سڳورا نبوت جي پنجين سال رجب جي مهيني ۾ بحري سفر ڪري حبشہ پهتا. ان هجرت کي پهرين هجرت چوندا آهن . انهن کان پوءِ حضرت جعفر بن ابوطالب ويو ، وري بيا مسلمان روانا ٿيندا ويا ، ايستائين جو ٻارن ۽ عورتن کان سواءِ بہ مهاجرن جو تعداد بياسي ٿي ويو. جڏهن قريشن کي ان هجرت جي خبر پيئي تہ انهن هڪ جماعت کي تحفا ڏيئي نجاشي بادشاهہ ڏانهن موڪليو. دربار شاهي ۾ پهچ حاصل ٿي . انهن بادشاهہ کي چيو تہ اسان جي ملڪ ۾ هڪ شخص نبوت جي دعوىٰ ڪئي آهي ۽ ماڻهن کي نادان بڻائي ڇڏيو اٿس. سندس جماعت ، جيڪا توهان جي ملڪ ۾ آئي آهي ، هتي فساد پکيڙيندي ۽ توهان جي رعيت کي باغي بڻائي ڇڏيندي . اسان توهان کي خبر ڏيڻ لاءِ آيا آهيون ۽ اسان جي قوم درخواست ڪري ٿي تہ توهان انهن کي اسان جي حوالي ڪريو. نجاشي بادشاهہ چيو تہ اسان انهن ماڻهن سان گفتگو ڪريون ، مسلمانن کي گهرايو ويو ۽ انهن کان معلوم ڪيو ويو تہ توهان حضرت عيسىٰ عليہ السلام ۽ سندس والده جي حق ۾ ڪهڙو عقيدو رکو ٿا؟ حضرت جعفر بن ابوطالب فرمايو تہ حضرت عيسىٰ الله جو ٻانهو ، سندس رسول ، ڪلمة الله ۽ روح الله آهي ۽ حضرت مريم ڪنواري ۽ پاڪ آهي. اهو ٻڌي نجاشيءَ زمين تان هڪ ڪاٺيءَ جو ٽڪر کڻي چيو تہ خدا جو قسم! توهان جي آقا حضرت عيسىٰ عليہ السلام جي ڪلام ۾ هن ڪاٺيءَ جي ٽڪري جيترو بہ وڌاءُ نہ ڪيو، يعني حضور جن جو ارشاد حضرت عيسىٰ عليہ السلام جي ڪلام جي بلڪل مطابق آهي. انهيءَ تي مڪي جي مُشرڪن جي منهن جو رنگ لهي ويو. پوءِ نجاشيءَ قرآن شريف ٻڌڻ گهريو. حضرت جعفر سورة مريم جي تلاوت ڪئي. اُن وقت دربار ۾ نصراني عالم ۽ درويش موجود هئا ، قرآن پاڪ ٻڌي بي اختيار روئڻ لڳا ۽ نجاشيءَ مسلمانن کي چيو تہ منهنجي بادشاهيءَ ۾ توهان کي ڪو خطرو نہ آهي. مڪي جا مشرڪ ناڪام ٿي موٽيا ۽ مسلمان نجاشيءَ وٽ گهڻي عزت ۽ آرام سان رهيا ۽ الله جي فضل سان نجاشيءَ کي ايمان جي دولت جو شرف حاصل ٿيو. ان واقعي جي متعلق هيءَ آيت نازل ٿي. ف٢٠٤

# وَاِذَا سَمِعُوْا مَآ اُنْزِلَ اِلَى الرَّسُوْلِ تَرٰٓى اَعْيُنَهُمْ تَفِيْضُ

۽ جڏهن ٻڌندا آهن اهو جيڪو رسول جي طرف لاٿو ويو ف٢٠٥ ته سندن اکيون ڏسندين ڳوڙها وهائي رهيون آهن ف٢٠٦

مِنَ الدَّمْعِ مِمَّا عَرَفُوْا مِنَ الْحَقِّ يَقُوْلُوْنَ رَبَّنَآ اٰمَنَّا فَاكْتُبْنَا

ان ڪري جو هي حق کي سڃاڻي ويا چون ٿا اي اسان جا رب! اسان ايمان آندو ف٢٠٧ پوءِ تون اسان کي

مَعَ الشّٰهِدِيْنَ ﴿۸۳﴾ وَمَا لَنَا لَا نُؤْمِنُ بِاللّٰهِ وَمَا جَآءَنَا مِنَ

حق جي شاهدن مان لکي ڇڏ ف٢٠٨ ۽ اسان کي ڇا ٿيو آهي جو ايمان نه آڻيون الله تي ۽ ان حق تي جيڪو اسان وٽ

الْحَقِّ وَنَطْمَعُ اَنْ يُّدْخِلَنَا رَبُّنَا مَعَ الْقَوْمِ الصّٰلِحِيْنَ ﴿۸۴﴾

آيو ۽ اسان اميد رکون ٿا ته اسان کي اسان جو رب نيڪ ماڻهن سان گڏ داخل ڪري ف٢٠٩

فَاَثَابَهُمُ اللّٰهُ بِمَا قَالُوْا جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ

پوءِ الله انهن جي انهيءَ قول جي بدلي ڪيئن جنت ڏني جن جي هيٺان نهرون جاري آهن، هميشه

خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ۭ وَذٰلِكَ جَزَآءُ الْمُحْسِنِيْنَ ﴿۸۵﴾ وَالَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَ

ان ۾ رهندا ۽ هيءُ بدلو آهي نيڪن جو ف٢١٠ ۽ اهي جن ڪفر ڪيو

كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَآ اُولٰۗىِٕكَ اَصْحٰبُ الْجَحِيْمِ ﴿۸۶﴾ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا

۽ اسان جون آيتون ڪوڙيون سمجهيائون اهي دوزخي آهن. اي ايمان وارؤ ف٢١١ پاڪ

لَا تُحَرِّمُوْا طَيِّبٰتِ مَآ اَحَلَّ اللّٰهُ لَكُمْ وَلَا تَعْتَدُوْا ۭ اِنَّ اللّٰهَ

شيون حرام نه بڻايو جيڪي الله توهان جي واسطي حلال ڪيون آهن ف٢١٢ ۽ حد کان نه لنگهو بيشڪ حد کان

لَا يُحِبُّ الْمُعْتَدِيْنَ ﴿۸۷﴾ وَكُلُوْا مِمَّا رَزَقَكُمُ اللّٰهُ حَلٰلًا طَيِّبًا

لنگهندڙ الله کي ناپسند آهن. ۽ کائو جيڪي الله توهان کي روزي ڏني حلال پاڪيزه

وَّاتَّقُوا اللّٰهَ الَّذِيْٓ اَنْتُمْ بِهٖ مُؤْمِنُوْنَ ﴿۸۸﴾ لَا يُؤَاخِذُكُمُ اللّٰهُ

۽ الله کان ڊڄو جنهن تي توهان جو ايمان آهي. الله توهان کي پڪڙ نه ڪندو توهان جي

بِاللَّغْوِ فِيْٓ اَيْمَانِكُمْ وَلٰكِنْ يُّؤَاخِذُكُمْ بِمَا عَقَّدْتُّمُ الْاَيْمَانَ ۚ

غلط فهمي جي قسمن تي ف٢١٣ ها اُهو انهن قسمن تي گرفت فرمائيندو جن کي توهان مضبوط ڪيو آهي ف٢١٤

فَكَفَّارَتُهٗٓ اِطْعَامُ عَشَرَةِ مَسٰكِيْنَ مِنْ اَوْسَطِ مَا تُطْعِمُوْنَ

ته اهڙي قسم جو ڪفارو آهي ڏهن مسڪينن کي کاڌو کارائڻ ف٢١٥ جهڙو پنهنجي گهروارن کي کارائيندا



مسئلو:- هن مان ثابت ٿيو ته علم جو هجڻ ۽ تڪبر ڇڏي ڏيڻ وڏي ڪم واريون شيون آهن ۽ انهن جي ڪري هدايت نصيب ٿئي ٿي.

ف٢٠٥ يعني قرآن شريف.

ف٢٠٦ هيءُ انهن جي نرم دليءَ جو بيان آهي جو دل تي اثر ڪرڻ واري قرآن شريف جي مضمون ٻڌڻ سان روئي ويهن ٿا. اهڙي نموني نجاشي بادشاهه جي درخواست تي حضرت جعفر سندس دربار ۾ سورة مريم ۽ سورة طٰهٰ جون آيتون پڙهي ٻڌايون ته نجاشي بادشاهه ۽ سندس درباري، جن ۾ سندس قوم جا عالم به موجود هئا، سڀئي زارو قطار روئڻ لڳا. اهڙيءَ طرح نجاشيءَ جي قوم جا ستر ماڻهو، جيڪي سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيا هئا، حضور انور جن کان سورة يٰسٓ ٻڌي گهڻو رُنا هئا.

ف٢٠٧ سيّد عالم صلى الله عليه وسلم جن تي ۽ اسان سندن برحق هجڻ جي شاهدي ڏني.

ف٢٠٨ ۽ سيّد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي اُمت ۾ داخل ٿي ڪري، جيڪي قيامت جي ڏينهن سڀني اُمتن جا شاهد هوندا. (اهو انهن کي انجيل مان معلوم ٿي ويو هو).

ف٢٠٩ جڏهن حبش جو وفد اسلام سان مشرف ٿي واپس ٿيو ته يهودين اُنهن تي ملامت ڪئي. ان جي جواب ۾ اُنهن هي چيو ته جڏهن حق واضح ٿي ويو ته پوءِ اسان ڇو نه ايمان آڻيون، يعني اهڙيءَ حالت ۾ ايمان نه آڻڻ ملامت جي قابل آهي. ايمان آڻڻ، ته ٻنهي جهانن جي چڱائي جو سبب آهي.

ف٢١٠ جيڪي صدق ۽ اخلاص سان ايمان آڻين ۽ حق جو اقرار ڪن.

ف٢١١ شان نزول:- صحابه ڪرام جي هڪ جماعت رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جو وعظ ٻڌي هڪ ڏينهن حضرت عثمان بن مظعون وٽ گڏ ٿي پاڻ ۾ دنيا جي ڇڏي ڏيڻ جو واعدو ڪيو، ۽ هن ڳالهه تي اتفاق ڪيو ته اهي ٽاٽ پهريندا، ڏينهن جو سدائين روزا رکندا، رات جو جاڳي الله تعالىٰ جي عبادت ڪندا، بستري تي نه سمهندا، گوشت ۽ سٿڀ نه کائيندا، عورتن کان پري رهندا ۽ خوشبوءِ نه لڳائيندا. اُن تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ انهن کي اُن ارادي کان روڪيو ويو.

ف٢١٢ يعني جهڙيءَ طرح حرام شين کي ڇڏيو وڃي ٿو، اهڙيءَ طرح حلال شين کي نه ڇڏيو ۽ مبالغي جي ڪري ڪنهن حلال شيءِ جي لاءِ هي نه چئو ته اسان هن شيءِ کي پاڻ تي حرام ڪري ڇڏيو.

ف٢١٣ غلط فهميءَ جي قسم يعني يمين لغو هيءُ آهي ته ماڻهو ڪنهن واقعي کي پنهنجي خيال ۾ صحيح ڄاڻي قسم کڻي ۽ حقيقت ۾ اهو ايئن نه هجي ته اهڙي قسم کڻڻ تي ڪفارو نه آهي. ف٢١٤ يعني يمين منعقده تي، جيڪو ڪنهن ايندڙ امر تي ارادو ڪري ڪنيو وڃي اهڙو قسم ٽوڙڻ گناهه آهي ۽ ان تي ڪفارو به لازم آهي. ف٢١٥ ٻنهي وقتن جو، توڙي انهن کي کارائي يا پوڻا ٻه سير ڪڻڪ يا ساڍا ٽي سير جَو صدقي فطر وانگر ڏئي. مسئلو:- هيءُ به جائز آهي ته هڪ مسڪين کي ڏهه ڏينهن کاڌو ڏئي يا کارائيندو رهي.

اَهۡلِيۡكُمۡ اَوۡ كِسۡوَتُهُمۡ اَوۡ تَحۡرِيۡرُ رَقَبَةٍ ؕ فَمَنۡ لَّمۡ يَجِدۡ فَصِيَامُ

آهنيوان جو وچترو ف٢١٦ يا انهن کي ڪپڙو ڏ ڪائڻ ف٢١٧ يا هڪ غلام آزاد ڪرڻ جنهن کي انهن مان ڪا به طاقت

ثَلٰثَةِ اَيَّامٍ ؕ ذٰلِكَ كَفَّارَةُ اَيۡمَانِكُمۡ اِذَا حَلَفۡتُمۡ ؕ وَ احۡفَظُوۡۤا

نه هجي ته ٽي ڏينهن روزا رکي ف٢١٨ اهو بدلو آهي توهان جي قسمن جو جڏهن توهان قسم کڻو ف٢١٩ ۽ پنهنجي قسمن

اَيۡمَانَكُمۡ ؕ كَذٰلِكَ يُبَيِّنُ اللّٰهُ لَكُمۡ اٰيٰتِهٖ لَعَلَّكُمۡ تَشۡكُرُوۡنَ ﴿۸۹﴾ يٰۤاَيُّهَا

جي حفاظت ڪريو ف٢٢٠ اهڙي طرح الله توهان سان پنهنجون آيتون بيان فرمائيندو آهي متان توهان احسان مڃو

الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡۤا اِنَّمَا الۡخَمۡرُ وَالۡمَيۡسِرُ وَالۡاَنۡصَابُ وَالۡاَزۡلَامُ

اي ايمان وارؤ شراب ۽ جُوا ۽ بت ۽ تير ناپاڪ

رِجۡسٌ مِّنۡ عَمَلِ الشَّيۡطٰنِ فَاجۡتَنِبُوۡهُ لَعَلَّكُمۡ تُفۡلِحُوۡنَ ﴿۹۰﴾ اِنَّمَا

آهن شيطاني ڪم انهن کان بچندا رهو متان توهان ڪامياب ٿيو. شيطان

يُرِيۡدُ الشَّيۡطٰنُ اَنۡ يُّوۡقِعَ بَيۡنَكُمُ الۡعَدَاوَةَ وَالۡبَغۡضَآءَ فِى الۡخَمۡرِ وَ

ته اهو گهري ٿو ته توهان ۾ ويرُ ۽ دشمني وجهي ڇڏي شراب ۽

الۡمَيۡسِرِ وَيَصُدَّكُمۡ عَنۡ ذِكۡرِ اللّٰهِ وَعَنِ الصَّلٰوةِ ۚ فَهَلۡ اَنۡتُمۡ مُّنۡتَهُوۡنَ ﴿۹۱﴾

جُوا جي ذريعي ۽ توهان کي الله جي ياد ۽ نماز کان روڪي ف٢٢١ پوءِ ڇا توهان مُڙي ويا.

وَاَطِيۡعُوا اللّٰهَ وَاَطِيۡعُوا الرَّسُوۡلَ وَاحۡذَرُوۡا ۚ فَاِنۡ تَوَلَّيۡتُمۡ فَاعۡلَمُوۡۤا

۽ حڪم مڃيو الله جو ۽ رسول جو حڪم مڃيو ۽ هوشيار رهو، پوءِ جي ڦري ويؤ ف٢٢٢ ته اوهان کي خبر هجي

اَنَّمَا عَلٰى رَسُوۡلِنَا الۡبَلٰغُ الۡمُبِيۡنُ ﴿۹۲﴾ لَيۡسَ عَلَى الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا وَ

ته اسان جي رسول جي ذمي فقط واضح طور حڪم پهچائڻ آهي. ف٢٢٣ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون

عَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ جُنَاحٌ فِيۡمَا طَعِمُوۡۤا اِذَا مَا اتَّقَوۡا وَّ اٰمَنُوۡا وَ

انهن تي ڪو گناهه نه آهي ف٢٢٤ جو ڪجهه انهن چکيو جڏهن ته ڊڄن ۽ ايمان رکن ۽

عَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ ثُمَّ اتَّقَوۡا وَّاٰمَنُوۡا ثُمَّ اتَّقَوۡا وَّ اَحۡسَنُوۡا ؕ وَاللّٰهُ يُحِبُّ

نيڪيون ڪن وري تقويٰ رکن ۽ ايمان رکن وري ڊڄن ۽ نيڪ رهن ۽ الله نيڪن کي

الۡمُحۡسِنِيۡنَ ﴿۹۳﴾ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا لَيَبۡلُوَنَّكُمُ اللّٰهُ بِشَىۡءٍ مِّنَ

دوست رکندو آهي. ف٢٢٥ اي ايمان وارؤ ضرور الله توهان کي آزمائيندو ڪن اهڙن شڪارن



ف٢١٦ يعني نه تمام اعليٰ درجي جو نه بلڪل گهٽ، بلڪ وچولو.

ف٢١٧ وچولي درجي جا جن سان بدن ڍڪجي سگهي. حضرت ابن عمر رضي الله تعاليٰ عنهما کان روايت ٿيل آهي ته هڪ گوڏ ۽ پهراڻ يا هڪ گوڏ ۽ چادر هجي. مسئلو:- ڪفاري ۾ انهن ٽنهي ڳالهين جو اختيار آهي. توڙي کاڌو ڏي، توڙي ڪپڙا ڏي، توڙي غلام آزاد ڪري. هر هڪ سان ڪفارو ادا ٿي ويندو.

ف٢١٨ مسئلو:- روزي سان ڪفارو تڏهن ادا ٿي سگهي ٿو جڏهن کاڌو ڪارائڻ، ڪپڙن ڏيڻ ۽ غلام آزاد ڪرڻ جي طاقت نه هجي.

ف٢١٩ ۽ قسم کڻي، توڙي ڇڏيو يعني ان کي پورو نه ڪريو. مسئلو: قسم ٽوڙڻ کان اڳ ڪفارو ڏيڻ درست نه آهي.

ف٢٢٠ يعني انهن کي پورو ڪريو، جيڪڏهن ان ۾ شرعًا ڪو حرج نه هجي ۽ هيءَ به حفاظت آهي ته قسم کڻڻ جي عادت ڇڏي ڏي وڃي.

ف٢٢١ هن آيت ۾ شراب ۽ جُوا لڳڻ جا نتيجا ۽ وبال بيان فرمايا ويا ته شراب پيئڻ ۽ جُوا کيڏڻ جو هڪ وبال هيءَ آهي ته ان سان پاڻ ۾ بغض ۽ دشمني پيدا ٿئي ٿي ۽ جيڪو انهن بُراين ۾ مبتلا ٿئي ٿو، سو الله جي ذ... ۽ نماز جي وقتن جي پابنديءَ کان محروم ٿي وڃي ٿو.

ف٢٢٢ الله ۽ سندس رسول مقبول جي اطاعت کان.

ف٢٢٣ اها سزا ۽ هدايت آهي ته رسول الله صلى الله عليه وسلم جن صاف صاف الله جو حڪم پهچائي ڇڏيو ته پوءِ جيڪو سندن فرض هو، ادا ٿي ويو. هاڻي جيڪو مُنهن موڙي، سو عذاب جو حقدار آهي.

ف٢٢٤ شان نزول:- هيءَ آيت انهن صحابه ڪرام جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪي شراب جي حرام ٿيڻ کان اڳ وفات ڪري ويا هئا. شراب جي حُرمت جي حڪم نازل ٿيڻ کان پوءِ صحابه ڪرام کي اُنهن جو فڪر ٿيو ته اُنهن کان ان جي پڪڙ ٿيندي يا نه ٿيندي، اُنهن جي حق ۾ هيءَ آيت نازل ٿي ۽ ٻڌايو ويو ته حُرمت جي حڪم نازل ٿيڻ کان اڳ جن ايماندارن ڪجهه کاڌو ۽ پيتو، سي گنهگار نه آهن.

ع ١٢ / ٧ / ٢

ف٢٢٥ آيت ۾ لفظ اِتَّقُوْا: جنهن جي معنيٰ ڊڄڻ ۽ پرهيزڪرڻ آهي؛ ٽي ڀيرا آيو آهي. پهرئين مان شرڪ کان ڊڄڻ ۽ پرهيزڪرڻ، ٻئي مان شراب ۽ جوا کان بچڻ ۽ ٽئين مان سڀني محرمات کان پرهيزڪرڻ مراد آهي. ڪن مفسرن جو قول آهي ته پهرئين مان شرڪ جو ڇڏڻ، ٻئي مان گناهن ۽ محرمات جو ڇڏڻ، ٽئين مان شبهات جو ڇڏڻ مراد آهي. ڪن جو قول آهي ته پهرئين مان سڀني حرام شين کان بچڻ ۽ ٻئي مان ان تي قائم رهڻ ۽ ٽئين مان وحي جي نزول جي زماني ۾ يا اُن کان پوءِ جيڪي شيون منع ڪيون ويون، انهن کي ڇڏي ڏيڻ مراد آهي (مدارڪ، خازن، جمل وغيره).

الصَّيۡدِ تَنَالُهٗۤ اَيۡدِيۡكُمۡ وَرِمَاحُكُمۡ لِيَعۡلَمَ اللّٰهُ مَنۡ يَّخَافُهٗ بِالۡغَيۡبِ ۚ

جي ذريعي جنهن تائين توهان جا هٿ ۽ نيزا پهچن ٿا ٢٢٦ جيئن الله سچاپ ڪرائي انهن جي جيڪي اڻ ڏٺي ان کان ڊڄندا آهن

فَمَنِ اعۡتَدٰى بَعۡدَ ذٰلِكَ فَلَهٗ عَذَابٌ اَلِيۡمٌ ﴿۹۴﴾ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا

ان کان پوءِ جيڪو حد ٽپيو ٢٢٧ ته ان جي لاءِ دردناڪ عذاب آهي. اي ايمان وارؤ شڪار

لَا تَقۡتُلُوا الصَّيۡدَ وَاَنۡتُمۡ حُرُمٌ ؕ وَمَنۡ قَتَلَهٗ مِنۡكُمۡ مُّتَعَمِّدًا

نه ڪيو جڏهن توهان احرام جي حالت ۾ هجو ٢٢٨ ۽ توهان مان جيڪو ان کي ارادي سان ماري ٢٢٩

فَجَزَآءٌ مِّثۡلُ مَا قَتَلَ مِنَ النَّعَمِ يَحۡكُمُ بِهٖ ذَوَا عَدۡلٍ مِّنۡكُمۡ

ته ان جو بدلو آهي اهڙو جانور چوپاين مان ڏيڻ ٢٣٠ جنهن جي توهان مان ٻه عادل امانت ڪن ٢٣١

هَدۡيًاۢ بٰلِغَ الۡـكَعۡبَةِ اَوۡ كَفَّارَةٌ طَعَامُ مَسٰكِيۡنَ اَوۡ عَدۡلُ ذٰ لِكَ صِيَامًا

اها قرباني هجي ڪعبي کي پهچندڙ ٢٣٢ يا ڪفارو ڏي چند مسڪينن جو کاڌو ٢٣٣ يا ان جي برابر روزا

لِّيَذُوۡقَ وَبَالَ اَمۡرِهٖ ؕ عَفَا اللّٰهُ عَمَّا سَلَفَ ؕ وَمَنۡ عَادَ فَيَنۡتَقِمُ

جيئن پنهنجي ڪم جو وبال چکي، الله معاف فرمايو جيڪو ٿي گذريو ٢٣٤ جيڪو هاڻي ڪندو ته الله ان

اللّٰهُ مِنۡهُ ؕ وَاللّٰهُ عَزِيۡزٌ ذُو انۡتِقَامٍ ﴿۹۵﴾ اُحِلَّ لَـكُمۡ صَيۡدُ الۡبَحۡرِ وَطَعَامُهٗ

کان بدلو وٺندو ۽ الله غالب آهي بدلو وٺندڙ. حلال آهي توهان جي واسطي درياءَ جو شڪار ۽ ان جو کاڌو

مَتَاعًا لَّـكُمۡ وَلِلسَّيَّارَةِ ۚ وَحُرِّمَ عَلَيۡكُمۡ صَيۡدُ الۡبَـرِّ مَا دُمۡتُمۡ حُرُمًا ؕ وَ

توهان جي ۽ مسافرن جي فائدي جي واسطي ۽ توهان تي حرام آهي خشڪي جو شڪار ٢٣٥ جيستائين توهان احرام

اتَّقُوا اللّٰهَ الَّذِىۡۤ اِلَيۡهِ تُحۡشَرُوۡنَ ﴿۹۶﴾ جَعَلَ اللّٰهُ الۡـكَعۡبَةَ الۡبَيۡتَ

۾ آهيو ۽ الله کان ڊڄو جنهن ڏانهن توهان کي موٽي گڏ ٿيڻو آهي. الله ادب جي گهر ڪعبي کي

الۡحَـرَامَ قِيٰمًا لِّلنَّاسِ وَالشَّهۡرَ الۡحَـرَامَ وَالۡهَدۡىَ وَالۡقَلَاۤئِدَ ؕ ذٰ لِكَ

ماڻهن جي ڀلائي جو سبب بنايو ٢٣٦ ۽ عزت واري مهيني ٢٣٧ ۽ حرم جي قرباني ۽ ڳچي ۾ نشاني لٽڪيل جانورن ٢٣٨

لِتَعۡلَمُوۡۤا اَنَّ اللّٰهَ يَعۡلَمُ مَا فِى السَّمٰوٰتِ وَمَا فِى الۡاَرۡضِ وَاَنَّ اللّٰهَ

کي ٢٣٩ اهو هن جي ڪري جيئن توهان يقين ڪريو ته الله ڄاڻي ٿو جو ڪجهه آسمانن ۾ آهي ۽ جو ڪجهه زمين ۾ ۽ هي

بِكُلِّ شَىۡءٍ عَلِيۡمٌ ﴿۹۷﴾ اِعۡلَمُوۡۤا اَنَّ اللّٰهَ شَدِيۡدُ الۡعِقَابِ وَاَنَّ

ته الله سڀ ڪجهه ڄاڻي ٿو. يقين رکو ته الله جو عذاب سخت آهي ۽ الله بخشڻهار

٢٢٦ سنه ٦ هجري ۾ جنهن ۾ حديبيه جو واقعو پيش آيو، مسلمان احرام سان هئا. ان حالت ۾ اهي هن آزمائش ۾ آندا ويا جو جهنگلي جانور ۽ پکي ايترا گهڻا آيا جو انهن جي سوارين تي ڇانئجي ويا ۽ هٿن سان پڪڙڻ يا هٿيارن سان شڪار ڪرڻ بلڪل اختيار ۾ هو. الله تعالى هي آيت نازل فرمائي ۽ هن آزمائش ۾ اهي الله جي فضل سان ڪامياب ثابت ٿيا ۽ الله جي حڪم جي تعميل ۾ ثابت قدم رهيا (خازن وغيره).

٢٢٧ ۽ مبتلا ٿيڻ کان پوءِ نافرماني ڪري.

٢٢٨ مسئلو:- احرام واري تي شڪار يعني خشڪي جي ڪنهن وحشي جانور جو مارڻ حرام آهي. مسئلو:- جانور جي طرف شڪار ڪرڻ جي لاءِ اشارو ڪرڻ يا ڪنهن طرح ٻڌائڻ به شڪار ۾ داخل ۽ منع ٿيل آهي. مسئلو:- احرام جي حالت ۾ هر وحشي جانور جو شڪار منع ٿيل آهي ته ڀلي اهو حلال هجي يا نه هجي. مسئلو:- ڏاڙهيدڙ ڪتي، ڪانءُ، وڇون، سرڻ، ڪئي، ڪهڙي ۽ نانگ کي حديثن ۾ فاسق فرمايو ويو ۽ انهن جي قتل جي اجازت ڏني وئي. مسئلو:- مڇر، جونءِ، ڪيول، مک ۽ زمين جي ڪيڙن ۽ حملو ڪندڙ جانورن کي مارڻ معاف آهي (تفسير احمدي وغيره).

٢٢٩ مسئلو:- احرام جي حالت ۾ جن جانورن جو مارڻ منع ٿيل آهي، اهي هر حال ۾ منع ٿيل آهن، ڄاڻي واڻي يا وسر ۾ هجن. ڄاڻي واڻي جو حڪم ته هن آيت مان معلوم ٿيو ۽ وسر ۾ مارڻ جو حڪم حديث شريف مان ثابت آهي (مدارڪ).

٢٣٠ اهڙي جانور ڏيڻ مان مراد هي آهي ته قيمت ۾ ماريل جانور جي برابر هجي. حضرت امام ابوحنيفه ۽ امام ابو يوسف رحمة الله تعالى عليهما جو به اهوئي قول آهي ۽ امام محمد ۽ امام شافعي رحمة الله تعالى عليهما وٽ پيدائش ۽ صورت ۾ ماريل جانور جي مثل هجڻ مراد آهي (مدارڪ ۽ تفسير احمدي).

٢٣١ يعني قيمت جو اندازو ڪن ۽ اتان جي قيمت اعتبار ڪئي ويندي، جتي شڪار ماريو ويو هجي يا ان جي ويجهي مقام جي.

٢٣٢ يعني ڪفاري جي جانور جو مڪي جي حرم کان ٻاهر ذبح ڪرڻ درست نه آهي، مڪي مڪرم ۾ هئڻ گهرجي ۽ عين ڪعبي ۾ ذبح به جائز نه آهي. انهيءَ ڪري ڪعبي کي پهچندڙ فرمايو ويو. ڪعبي جي اندر نه فرمايو ويو ۽ ڪفارو کاڌي يا روزي سان ادا ڪيو وڃي ته ان جي لاءِ مڪي مڪرم ۾ هجڻ جو قيد نه آهي، ٻاهر ۾ جائز آهي (تفسير احمدي وغيره).

٢٣٣ مسئلو:- هي به جائز آهي ته شڪار جي قيمت جو اناج خريد ڪري مسڪين کي هن طرح ڏئي جو هر مسڪين کي صدقه فطر جي برابر ملي ۽ هي به جائز آهي ته ان قيمت ۾ جيترن مسڪينن جا ايترا حصا ٿيندا هجن، اوترا روزا رکي. ٢٣٤ يعني ان حڪم کان اڳ جيڪو شڪار ماريائون. ٢٣٥ هن آيت ۾ هي مسئلو بيان فرمايو ويو ته احرام واري لاءِ درياءَ جو شڪار حلال آهي ۽ خشڪي جو حرام. درياءَ جو شڪار اهو آهي، جنهن جي پيدائش درياءَ ۾ ٿئي ۽ خشڪي جو شڪار اهو آهي، جنهن جي پيدائش خشڪي ۾ ٿئي. ٢٣٦ جو ته اُتي دنيوي ۽ ديني معاملن جو قيام ٿئي ٿو. خوف وارو اتي پناه وٺي ٿو، ضعيفن کي اتي امن ملي ٿو، واپاري اُتي نفعو حاصل ڪن ٿا، حج ۽ عمري ڪرڻ وارا اُتي حاضر ٿي حج جا مناسڪ ادا ڪن ٿا. ٢٣٧ يعني ذوالحج جو جنهن ۾ حج ادا ڪيو وڃي ٿو. ٢٣٨ جو ته انهن ۾ ثواب گهڻو آهي. انهن سڀني کي توهان جي مصلحتن جي قيام جو سبب بڻايو ويو. ٢٣٩ پوءِ حرم ۽ احرام جي حُرمت جو لحاظ رکو. الله تعالى پنهنجي رحمتن جي ذڪر فرمائڻ کان پوءِ پنهنجي صفت شديد العقاب (سخت عذاب ڪندڙ) ذڪر فرمايو ته جيئن خوف ۽ اُميد سان ايمان مڪمل ٿئي. ان کان پوءِ صفت غفور رحيم بيان فرمائي پنهنجي رحمت جي ڪشادگي جو اظهار فرمايائين.

اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿۹۸﴾ مَا عَلَى الرَّسُوْلِ اِلَّا الْبَلٰغُ ؕ وَاللّٰهُ يَعْلَمُ مَا

مهربان آهي ۰ رسول جي ذمي نه آهي مگر حڪم پهچائڻ ف۲۴۰ ۽ الله ڄاڻي ٿو جو ڪجھ توهان

تُبْدُوْنَ وَمَا تَكْتُمُوْنَ ﴿۹۹﴾ قُلْ لَّا يَسْتَوِى الْخَبِيْثُ وَالطَّيِّبُ وَلَوْ

ظاهر ڪيو ٿا ۽ جو ڪجھ لڪايو ٿا. ف۲۴۱ توهان فرمايو ته گندو ۽ پاڪ ف۲۴۲ ٻئي برابر نه آهن جيتوڻيڪ خبيث جي گهڻائي

اَعْجَبَكَ كَثْرَةُ الْخَبِيْثِ ۚ فَاتَّقُوا اللّٰهَ يٰۤاُولِى الْاَلْبَابِ لَعَلَّكُمْ تُفْلِحُوْنَ ﴿۱۰۰﴾

توکي عجب ۾ وجهي، پوءِ الله کان ڊڄو اي عقل وارؤ! جو مَن توهان ڇوٽڪارو لهو. اي ايمان

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَسْـَٔلُوْا عَنْ اَشْيَآءَ اِنْ تُبْدَ لَكُمْ تَسُؤْكُمْ ۚ وَ

وارؤ! اهڙيون ڳالهيون نه پڇو جو توهان تي ظاهر ڪجن ته توهان کي بُريون لڳن ف۲۴۳ ۽ جيڪڏهن

اِنْ تَسْـَٔلُوْا عَنْهَا حِيْنَ يُنَزَّلُ الْقُرْاٰنُ تُبْدَ لَكُمْ ؕ عَفَا اللّٰهُ عَنْهَا ؕ وَ

اهي ان وقت پڇندؤ جڏهن قرآن نازل ٿي رهيو آهي ته توهان تي ظاهر ڪيون وينديون. اهي الله معاف فرمائي

اللّٰهُ غَفُوْرٌ حَلِيْمٌ ﴿۱۰۱﴾ قَدْ سَاَلَهَا قَوْمٌ مِّنْ قَبْلِكُمْ ثُمَّ اَصْبَحُوْا بِهَا

ڇڏيو ف۲۴۴ ۽ الله بخشڻهار ۽ حلم وارو آهي. توهان کان اڳ ۾ هڪ قوم اهي ڳالهيون پڇيون ف۲۴۵ وري انهن جا انڪار

كٰفِرِيْنَ ﴿۱۰۲﴾ مَا جَعَلَ اللّٰهُ مِنْۢ بَحِيْرَةٍ وَّلَا سَآئِبَةٍ وَّلَا وَصِيْلَةٍ وَّلَا

ڪري ويٺا. الله مقرر نه ڪيو آهي ڪن چيريل ۽ نه سائبه ۽ نه وصيله ۽

حَامٍ ۙ وَّلٰكِنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا يَفْتَرُوْنَ عَلَى اللّٰهِ الْكَذِبَ ؕ وَاَكْثَرُهُمْ لَا

نه حامي ف۲۴۶ ها ئو ڪافر ماڻهو الله تي بهتان ٻڌندا آهن ف۲۴۷ ۽ انهن مان اڪثر سفا

يَعْقِلُوْنَ ﴿۱۰۳﴾ وَاِذَا قِيْلَ لَهُمْ تَعَالَوْا اِلٰى مَاۤ اَنْزَلَ اللّٰهُ وَاِلَى الرَّسُوْلِ

بي عقل آهن ف۲۴۸ ۽ جڏهن انهن کي چيو وڃي ته اچو ان طرف جيڪي الله نازل ڪيو ۽ رسول جي طرف ف۲۴۹

قَالُوْا حَسْبُنَا مَا وَجَدْنَا عَلَيْهِ اٰبَآءَنَا ؕ اَوَلَوْ كَانَ اٰبَآؤُهُمْ لَا يَعْلَمُوْنَ

چون اسان کي اهو گهڻو آهي جنهن تي اسان پنهنجن پيءُ ڏاڏن کي ڏٺو جيتوڻيڪ سندن ابا ڏاڏا نه ڪجھ ڄاڻندا

شَيْـًٔا وَّلَا يَهْتَدُوْنَ ﴿۱۰۴﴾ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا عَلَيْكُمْ اَنْفُسَكُمْ ۚ لَا يَضُرُّكُمْ

هجن ۽ نه هدايت تي هجن. ف۲۵۰ اي ايمان وارؤ! توهان پنهنجو فڪر ڪريو توهان جو ڪو نقصان نه ڪندو

مَّنْ ضَلَّ اِذَا اهْتَدَيْتُمْ ؕ اِلَى اللّٰهِ مَرْجِعُكُمْ جَمِيْعًا فَيُنَبِّئُكُمْ

جيڪو گمراهه ٿيو جڏهن توهان راهه تي هجو ف۲۵۱ توهان سڀني جو موٽڻ الله جي طرف آهي پوءِ اهو توهان کي ٻڌائيندو



۲۴۰ پوءِ جڏهن رسول حڪم پهچائي فارغ ٿي ويا ته پوءِ توهان تي لازم ۽ حجت قائم ٿي وئي ۽ عذر جي جاءِ باقي نه رهي. ۲۴۱ ان کي توهان جي ظاهر ۽ باطن، نفاق ۽ اخلاص سڀني جو علم آهي. ۲۴۲ يعني حلال ۽ حرام، نيڪ ۽ بڇڙو، مسلمان ۽ ڪافر، کرو ۽ کوٽو هڪ درجي ۾ نه ٿا ٿي سگهن. ۲۴۳ شان نزول:- ڪي ماڻهو سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن کان گهڻا اجايا سوال ڪندا هئا. اهو سندن خاطر مبارڪ تي ڳرو لڳندو هو. هڪ ڏينهن فرمايائون ته جيڪي ڪجهه معلوم ڪرڻو هجي سو ڪريو، مان هر ڳالهه جو جواب ڏيندس: هڪ شخص معلوم ڪيو ته منهنجو انجام ڪهڙو آهي، فرمايائون، جهنم. ٻئي معلوم ڪيو ته منهنجو پيءُ ڪير آهي؟ پاڻ ان جي اصلي پيءُ جو نالو حذافه ٻڌايائون، جنهن جي نطفي مان اهو هيو جيتوڻيڪ سندس ماءُ جو مڙس ٻيو هو، جنهن جو هي پٽ سڏائيندو هو. ان تي هيءَ آيت نازل فرمائي وئي ۽ فرمايو ويو ته اهڙيون ڳالهيون نه پڇو، جيڪي ظاهر ڪيون وڃن ته توهان کي ناپسند لڳن (تفسير احمدي). بخاري ۽ مسلم جي حديث شريف ۾ آهي ته هڪ ڏينهن سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن خطبو فرمائيندي فرمايو ته جنهن کي جيڪي معلوم ڪرڻو هجي سو معلوم ڪري. عبدالله بن حذافه سهمي اُٿي عرض ڪيو ته منهنجو پيءُ ڪير آهي؟ فرمايائون حذافه، وري فرمايائون اجايا پڇو. حضرت عمر رضى الله تعالىٰ عنه اُٿي ايمان ۽ رسالت جي اقرار سان معذرت پيش ڪئي. ابن شهاب جي روايت آهي ته عبدالله بن حذافه جي والده ڪيس شڪايت ڪندي فرمايس ته تون تمام نالائق پُٽ آهين، توکي ڪهڙي خبر ته جاهليت جي زماني ۾ عورتن جو ڪهڙو حال هو؟ خدا نه ڪري، پر جيڪڏهن تنهنجي ماءُ کان ڪو قصور ٿيو هجي ها ته اها اڄ ڪيئن خوار ٿئي ها. ان تي عبدالله بن حذافه چيو ته جيڪڏهن حضور ڪريم جن ڪنهن حبشي غلام کي منهنجو پيءُ ٻڌائن ها ته مان يقين سان مڃا ها. بخاري شريف جي حديث ۾ آهي ته ماڻهو ٺٺولي طور ان قسم جا سوال ڪندا هئا، ڪو چوندو هو ته منهنجو پيءُ ڪير آهي ته ڪو پڇندو هو ته منهنجي ڏاچي گم ٿي وئي آهي، سا ڪٿي آهي؟ تنهن تي هيءَ آيت نازل ٿي. مسلم شريف جي حديث ۾ آهي ته رسول عظيم ڪريم صلى الله عليه وسلم جن خطبي ۾ حج فرض ٿيڻ جو بيان فرمايو ته هڪ شخص چيو ڇا! هر سال فرض آهي؟ حضور انور جن ماٺ رهيا، پڇندڙ ٻيهر سوال ڪيو. پاڻ ارشاد فرمايائون ته جيڪو مان بيان نه فرمايان، تنهن جي پويان نه لڳو، جيڪڏهن مان چئي ڇڏيان ها ته هر سال حج ڪرڻ فرض ٿي وڃي ها ۽ توهان نه ڪري سگهو ها. مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته حضور اقدس جن کي احڪام حوالي ٿيل آهن، جيڪي فرض فرمائن، سي فرض ٿي وڃن، نه فرمائين ته نه ٿين. ۲۴۴ مسئلو:- هن آيت مان معلوم ٿيو ته جنهن امر جي شريعت ۾ منع نه آئي هجي، سا مباح آهي. حضرت سلمان رضى الله تعالىٰ عنه جي حديث ۾ آهي ته حلال اهو آهي جيڪو الله تعالىٰ پنهنجي ڪتاب ۾ حلال فرمايو، حرام اهو آهي جنهن کي الله تعالىٰ پنهنجي ڪتاب ۾ حرام فرمايو ۽ جنهن کان سڪوت فرمايو، سو معاف. پوءِ توهان تڪلف ۾ نه پئو (خازن). ۲۴۵ پنهنجن نبين سڳورن کان اجاورڊيڪ اجايا سوال ڪيائون، نبين سڳورن احڪام بيان فرمايا ته بجا نه آڻي سگهيا. ۲۴۶ جاهليت جي زماني ۾ ڪافرن جو هي دستور هو ته جڏهن ڏاچي پنج ڀيرا ويامندي هئي ۽ آخري ڀيري نر ڏيندي هئي ته ان جو ڪن چيري ڇڏيندا هئا، پوءِ نه ان تي سواري ڪندا هئا، نه ان کي ذبح ڪندا هئا ۽ نه پاڻي ۽ خوراڪ لاءِ هڪليندا هئا، ان کي بحيره چوندا هئا ۽ جڏهن سفر پيش ايندو هو يا ڪو بيمار ٿيندو هو ته هي نذر ڪري ڇڏيندا هئا ته جيڪڏهن مان سفر کان واپس اچان يا بيماري کان چاڪ ٿي وڃان ته منهنجي ڏاچي سائبه (بجار) آهي ۽ ان کي نفعي وٺڻ خاطر استعمال نه ڪندا هئا، بحيره وانگر حرام ڄاڻيندا هئا ۽ ان کي آزاد ڇڏي ڏيندا هئا ۽ جڏهن ٻڪري ست ڀيرا ويامندي هئي ۽ آخري ڀيري نر ٿيندو هو ته ان کي مرد کائيندا هئا ۽ جيڪڏهن مادي ٿيندي هئي ته ٻڪرين ۾ ڇڏي ڏيندا هئا ۽ اهڙيءَ طرح جيڪڏهن نر ۽ مادي ٻئي ٿيندا هئا ته اهي پنهنجي ڀاءُ سان ملي ويئي، تنهن کي وصيله چوندا هئا ۽ نرن کان ڏهه ڦر حاصل ٿي ويندا هئا ته ان کي ڇڏي ڏيندا هئا، نه ان تي سواري ڪندا هئا، نه ان کان ڪم وٺندا هئا، نه وري ان کي خوراڪ ۽ پاڻي کان روڪيندا هئا. ان کي حامي چوندا هئا (مدارڪ). بخاري ۽ مسلم شريف جي حديث ۾ آهي ته بحيره اهو جانور آهي، جنهن جو کير بُتن لاءِ روڪيندا هئا، ڪو به ان جانور جو کير نه ڏهندو هو ۽ سائبه اهو جانور آهي جنهن کي پنهنجن بُتن جي لاءِ ڇڏي ڏيندا هئا، ڪو به ان کان ڪم نه وٺندو هو، اهي رسمون جاهليت جي زماني کان وٺي اسلام جي شروعات تائين هلنديون رهيون

بِمَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ﴿١٠٥﴾ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا شَهَادَةُ بَيْنِكُمْ اِذَا

جوڪجھ توهان ڪندا هئا. اي ايمان وارؤ! ف٢٥٢ توهان جي پاڻ ۾ شاهدي اِجڏهن توهان مان

حَضَرَ اَحَدَكُمُ الْمَوْتُ حِيْنَ الْوَصِيَّةِ اثْنٰنِ ذَوَا عَدْلٍ مِّنْكُمْ اَوْ

ڪنهن تي موت اچي ف٢٥٣ وصيت ڪرڻ وقت توهان مان ٻه معتبر شخص آهن يا غيرن مان ٻه

اٰخَرٰنِ مِنْ غَيْرِكُمْ اِنْ اَنْتُمْ ضَرَبْتُمْ فِي الْاَرْضِ فَاَصَابَتْكُمْ

جڏهن توهان ملڪ ۾ سفر تي وڃو پوءِ توهان کي موت جو حادثو

مُّصِيْبَةُ الْمَوْتِ تَحْبِسُوْنَهُمَا مِنْۢ بَعْدِ الصَّلٰوةِ فَيُقْسِمٰنِ بِاللّٰهِ اِنِ

پهچي پوءِ انهن ٻنهي کي نماز کان پوءِ روڪيو ف٢٥٤ اهي الله جو قسم کڻن جيڪڏهن

ارْتَبْتُمْ لَا نَشْتَرِيْ بِهٖ ثَمَنًا وَّلَوْ كَانَ ذَا قُرْبٰى وَلَا نَكْتُمُ شَهَادَةَ

توهان کي ڪوشڪ پوي ف٢٥٥ اسان قسم جي بدلي ڪو مال خريد نه ڪنداسي ف٢٥٦ جيتوڻيڪ ويجهو مائٽ هجي ۽ الله

اللّٰهِ اِنَّآ اِذًا لَّمِنَ الْاٰثِمِيْنَ ﴿١٠٦﴾ فَاِنْ عُثِرَ عَلٰٓى اَنَّهُمَا اسْتَحَقَّآ اِثْمًا

جي شاهدي نه لڪائينداسي اَيئن ڪيون ته اسان ضرور گنهگارن مان هجون پوءِ جيڪڏهن خبر پوي ته اهي گناهه جا مستحق ٿيا ف٢٥٧

فَاٰخَرٰنِ يَقُوْمٰنِ مَقَامَهُمَا مِنَ الَّذِيْنَ اسْتَحَقَّ عَلَيْهِمُ الْاَوْلَيٰنِ

ته انهن جي جاءِ تي ٻه ٻيا بيهن انهن مان جن کي ان گناهه يعني ڪوڙي شاهدي جي ڪري نقصان پهتو ف٢٥٨ جيڪي ميت کي

فَيُقْسِمٰنِ بِاللّٰهِ لَشَهَادَتُنَآ اَحَقُّ مِنْ شَهَادَتِهِمَا وَمَا اعْتَدَيْنَآ ۖ اِنَّآ

ويجهي کان ويجها هجن اهي الله جو قسم کڻن ته اسان جي شاهدي زياده ٺيڪ آهي انهن ٻن جي شاهدي کان ۽ اسان حد کان نه ٽپيا

اِذًا لَّمِنَ الظّٰلِمِيْنَ ﴿١٠٧﴾ ذٰلِكَ اَدْنٰٓى اَنْ يَّاْتُوْا بِالشَّهَادَةِ عَلٰى

آهيون ف٢٥٩ ائين هجي ته اسان ظالمن مان هجون. هي ويجهو تر آهي ته شاهدي جيئن حق آهي انهيءَ طرح ادا

وَجْهِهَآ اَوْ يَخَافُوْٓا اَنْ تُرَدَّ اَيْمَانٌۢ بَعْدَ اَيْمَانِهِمْ ۭ وَاتَّقُوا اللّٰهَ

ڪن يا ڊڄن ته متان ڪي قسم رد ڪجن انهن جي قسمن کان پوءِ ف٢٦٠ الله کان ڊڄو ۽

وَاسْمَعُوْا ۭ وَاللّٰهُ لَا يَهْدِي الْقَوْمَ الْفٰسِقِيْنَ ﴿١٠٨﴾ يَوْمَ يَجْمَعُ اللّٰهُ

حڪم ٻڌو ۽ الله بي فرمانن کي هدايت نه ڏيندو آهي. جنهن ڏينهن الله رسولن کي

الرُّسُلَ فَيَقُوْلُ مَاذَآ اُجِبْتُمْ ۭ قَالُوْا لَا عِلْمَ لَنَا ۭ اِنَّكَ اَنْتَ عَلَّامُ

گڏ ڪندو ف٢٦١ پوءِ فرمائيندو توهان کي ڪهڙو جواب مليو ف٢٦٢ عرض ڪندا اسان کي ڪو علم نه آهي بيشڪ تون ئي

ع ١٤ ٨ ٤

منزل ٢

هِن آيت ۾ انهن کي باطل ڪيو ويو آهي. ٢٤٧ ڇو ته الله تعاليٰ انهن جانورن کي حرام نه ڪيو آهي، ان ڪري انهن ان جي نسبت غلط آهي. ٢٤٨ جيڪي پنهنجن سردارن جي چوڻ تي انهن شين کي حرام سمجهندا آهن، ايترو به عقل نه ٿا رکن ته جيڪا شيءِ الله ۽ سندس رسول حرام نه ڪئي ان کي ڪو به حرام نٿو ڪري سگهي. ٢٤٩ يعني خداءِ رسول جي حڪم جي تابعداري ڪريو ۽ سمجهي ڇڏيو ته اهي شيون حرام نه آهن. ٢٥٠ يعني جيڪڏهن ابن ڏاڏن جي تابعداري درست هجي ها ته اهي علم رکن ها ۽ سڌي رستي تي هجن ها. ٢٥١ مسلمان، ڪافرن جي محروميءَ تي افسوس ڪندا هئا ۽ انهن کي رنج ٿيندو هو ته ڪافر بغض ۾ مبتلا ٿي اسلام جي دولت کان محروم رهيا، الله تعاليٰ انهن جي تسلي فرمائي ڇڏي ته ان ۾ توهان جو ڪو نقصان نه آهي. امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جو فرض ادا ڪري توهان ذمي کان آزاد ٿي چڪؤ. توهان پنهنجي نيڪيءَ جي جزا حاصل ڪندؤ. عبدالله بن مبارڪ فرمايو ته هِن آيت ۾ امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جي واجب هجڻ جي تاڪيد ڪئي وئي آهي، ڇو ته پنهنجي فڪر ڪرڻ جي معنيٰ هيءَ آهي ته هڪٻئي جي خبرگيري ڪري نيڪين جي رغبت ڏياري، برائين کان روڪي (خازن).

٢٥٢ شان نزول:- مهاجرن مان حضرت عمرو بن عاص جو غلام بديل واپار جي ارادي سان شام ملڪ ڏانهن ٻن نصرانين سان گڏ روانو ٿيو، تن مان هڪ جو نالو تميم بن اوس داري ۽ ٻئي جو نالو عدي بن بداء هو. شام ملڪ پهچندي ئي بديل بيمار ٿي پيو ۽ پنهنجي سموري سامان جي هڪ فهرست لکي سامان ۾ وجهي ڇڏي پر تنهن جو اطلاع سائين کي نه ڏنائين. جڏهن مرض وڌيو ته بديل، تميم ۽ عدي کي وصيت ڪئي ته سندس سمورا سرمايو مديني شريف پهچي سندس اهل کي ڏين. پوءِ بديل گذاري ويو، ان جي موت کان پوءِ انهن ٻنهي سندس سامان ڏٺو. تنهن ۾ هڪ چانديءَ جو پيالو هو، جنهن تي سون جو ڪم ٿيل هو ۽ ان ۾ ٽي سؤ مثقال چاندي هئي. بديل اهو پيالو بادشاهه کي نذر ڪرڻ جي لاءِ آندو هو. سندس وفات کان پوءِ سندس ٻنهي سائين ان پيالي کي غائب ڪري ڇڏيو. اهي جڏهن پنهنجي ڪم کان فارغ ٿي مديني طيبه پهتا ته بديل جو سامان سندس گهروارن جي حوالي ڪيائون. سامان ۾ اُنهن کي فهرست ملي، فهرست مطابق سامان پيتيائون ته پيالو نه ڏٺائون. سي تميم ۽ عدي وٽ آيا ۽ پيالي بابت کانئن دريافت ڪرڻ لاءِ چيائون ته ڇا بديل ڪجهه سامان وڪيو هو؟ انهن چيو ته نه. چيائون ڪو واپاري معاملو ڪيو هئائين؟ انهن چيو ته نه. چيائون ته پلا بديل گهڻو عرصو بيمار رهيو ۽ ان پنهنجي علاج ۾ ڪجهه خرچ ڪيو؟ انهن چيو ته نه، اهو ته شهر پهچندي ئي بيمار ٿي پيو ۽ جلدي انتقال ڪري ويو. اُن تي انهن ماڻهن چيو ته سندس سامان مان هڪ فهرست ملي آهي، جنهن ۾ ٽي سؤ مثقالن چانديءَ جو سون سان جڙيل پيالو به درج آهي. اهو ٻڌي تميم ۽ عديءَ چيو ته اسان کي خبر نه آهي اسان کي جيڪا وصيت ڪئي هئائين ان مطابق اسان توهان کي سامان ڏنو سين. پيالي جي ته اسان کي خبر نه آهي. اهو مقدمو رسول ڪريم صلی الله علیه وسلم جن جي دربار اقدس ۾ پيش ڪيو ويو. تميم ۽ عدي اتي به انڪار ڪري بيٺا ۽ قسم کنيائون. تنهن تي هيءَ آيت نازل ٿي (خازن). حضرت ابن عباس رضی الله عنهما جي روايت ۾ آهي ته پوءِ اهو پيالو مڪي مڪرم ۾ پڪڙيو ويو ۽ جنهن وٽ هو ان چيو ته مون اهو پيالو تميم ۽ عديءَ کان خريد ڪيو آهي. پيالي جي مالڪ جي وارثن مان ٻن شخصن اُٿي قسم کنيو ته اسان جي شاهدي ان جي شاهدي کان وڌيڪ سچي آهي. اهو پيالو اسان جي مورث جو آهي. ان باري ۾ هيءَ آيت نازل ٿي (ترمذي). ٢٥٣ يعني موت جو وقت ويجهو اچي، زندگيءَ جي اُميد نه رهي، موت جا آثار ۽ نشان ظاهر ٿين. ٢٥٤ هِن نماز مان عصر جي نماز مراد آهي. ڇو ته اهو ماڻهن جي اجتماع جو وقت ٿيندو آهي. حسن رحمة الله عليه فرمايو ته ظهر جي نماز يا عصر جي نماز، ڇو ته حجاز وارا مقدما انهيءَ وقت طي ڪندا هئا حديث شريف ۾ آهي ته جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي ته رسول ڪريم صلی الله علیه وسلم جن عصر جي نماز پڙهي عدي ۽ تميم کي گهرايو. تن ٻنهي کي منبر شريف وٽ قسم ڏناوُن، انهن ٻنهي قسم کنيو. ان کان پوءِ مڪي مڪرم ۾ اهو پيالو پڪڙيو ويو، پوءِ جنهن شخص وٽ هو، ان چيو ته مون تميم ۽ عديءَ کان خريد ڪيو آهي (مدارڪ). ٢٥٥ انهن جي امانت ۽ ديانت ۾ ۽ اهي هي چون ته. ٢٥٦ يعني ڪوڙو قسم نه کنداسون ۽ ڪنهن جي خاطر ائين نه ڪنداسون. ٢٥٧ خيانت جا يا ڪوڙ وغيره جا. ٢٥٨ ۽ اهي ميت جا اهل ۽ مائٽ آهن. ٢٥٩ اهڙيءَ طرح بديل جي واقعي ۾ جڏهن سندس ٻن سائين جي خيانت ظاهر ٿي پيئي ته بديل جي وارثن مان ٻن شخصن بيهي قسم کنيو ته اهو پيالو اسان جي مورث جو آهي ۽ اسان جي شاهدي انهن ٻنهيءَ جي شاهديءَ کان وڌيڪ درست آهي. ٢٦٠ مقصد هيءَ آهي ته ان معاملي ۾ جيڪو حڪم ڏنو ويو ته عدي ۽ تميم جي قسمن کان پوءِ مال جي هٿ اچڻ تي ميت جي وارثن جا قسم ورتا ويا ۽ اهو هن ڪري ته ماڻهو انهيءَ واقعي

الْغُيُوْبِ ﴿١٠٩﴾ اِذْ قَالَ اللّٰهُ يٰعِيْسَى ابْنَ مَرْيَمَ اذْكُرْ نِعْمَتِيْ عَلَيْكَ

سمورن غيبن جو جاڻندڙ آهين ٢٦٣ جڏهن الله فرمائيندو ته اي مريم جا پٽ عيسيٰ ياد ڪر منهنجو احسان پاڻ تي ۽

وَعَلٰى وَالِدَتِكَ ۘ اِذْ اَيَّدْتُّكَ بِرُوْحِ الْقُدُسِ ۣ تُكَلِّمُ النَّاسَ فِي

پنهنجي ماءُ تي ٢٦٤ جڏهن مون پاڪ روح سان تنهنجي مدد ڪئي ٢٦٥ تون ماڻهن سان ڳالهائيو ٿي پينگهي ۾

الْمَهْدِ وَكَهْلًا ۚ وَاِذْ عَلَّمْتُكَ الْكِتٰبَ وَالْحِكْمَةَ وَالتَّوْرٰىةَ

٢٦٦ ۽ پڪي عمر ۾ ٢٦٧ ۽ جڏهن مون توکي سيکاريو ڪتاب ۽ حڪمت ٢٦٨ ۽ توريت

وَالْاِنْجِيْلَ ۚ وَاِذْ تَخْلُقُ مِنَ الطِّيْنِ كَهَيْـَٔةِ الطَّيْرِ بِاِذْنِيْ فَتَنْفُخُ

۽ انجيل ۽ جڏهن تون مٽيءَ مان پکيءَ جي صورت منهنجي حڪم سان ٺاهيندو هئين پوءِ ان ۾ ڦوڪ ٿي ڏنئي ته اهو منهنجي

فِيْهَا فَتَكُوْنُ طَيْرًا بِاِذْنِيْ وَتُبْرِئُ الْاَكْمَهَ وَالْاَبْرَصَ بِاِذْنِيْ ۚ

حڪم سان اڏامڻ ٿي لڳو ٢٦٩ ۽ تون ماڻدرزاد انڌي ۽ سفيد داغ واري کي منهنجي حڪم سان شفا ٿي ڏنئي

وَاِذْ تُخْرِجُ الْمَوْتٰى بِاِذْنِيْ ۚ وَاِذْ كَفَفْتُ بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ عَنْكَ اِذْ

۽ جڏهن تون مُردن کي منهنجي حڪم سان زنده ڪري ڪڍيو ٢٧٠ ۽ جڏهن مون بني اسرائيل کي توکان روڪيو ٢٧١

جِئْتَهُمْ بِالْبَيِّنٰتِ فَقَالَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْهُمْ اِنْ هٰذَآ اِلَّا

جڏهن تون وٽن روشن نشانيون کڻي آئين ته انهن مان ڪافرن چيو هي ته نه آهي ٢٧٢ مگر

سِحْرٌ مُّبِيْنٌ ﴿١١٠﴾ وَاِذْ اَوْحَيْتُ اِلَى الْحَوَارِيّٖنَ اَنْ اٰمِنُوْا بِيْ وَ

کليل جادو. ۽ جڏهن مون حوارين جي دل ۾ وڌو ته مون تي ٢٧٣ ۽ منهنجي رسول تي ٢٧٤ ايمان

بِرَسُوْلِيْ ۚ قَالُوْٓا اٰمَنَّا وَاشْهَدْ بِاَنَّنَا مُسْلِمُوْنَ ﴿١١١﴾ اِذْ قَالَ

آڻيو. چيائون اسان ايمان آندو ۽ شاهد رهه ته اسان مسلمان آهيون. ٢٧٥ جڏهن حوارين چيو

الْحَوَارِيُّوْنَ يٰعِيْسَى ابْنَ مَرْيَمَ هَلْ يَسْتَطِيْعُ رَبُّكَ اَنْ يُّنَزِّلَ

اي عيسيٰ پٽ مريم جا ڇا تنهنجو رب ايئن ڪندو جو اسان تي آسمان

عَلَيْنَا مَآئِدَةً مِّنَ السَّمَآءِ ۭ قَالَ اتَّقُوا اللّٰهَ اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿١١٢﴾

مان هڪ خوانچو (دسترخوان) لاهي ٢٧٦ چيائين الله کان ڊڄو جيڪڏهن ايمان رکو ٿا. ٢٧٧

قَالُوْا نُرِيْدُ اَنْ نَّاْكُلَ مِنْهَا وَتَطْمَىِٕنَّ قُلُوْبُنَا وَنَعْلَمَ اَنْ قَدْ

چيائون اسان گهرون ٿا ٢٧٨ ته اسان ان مان کائون ۽ اسان جي دلين کي اطمينان ٿئي ٢٧٩ ۽ اسان اکين سان

مان سبق حاصل ڪن ۽ شاهدين ۾ حق ۽ صواب جي وات نه جيڏين ۽ ان کان خوف کائن ته ڪوڙي شاهديءَ جو انجام شرمندگي ۽ رسوائي آهي.

فائدو:- دعويٰ ڪندڙ ٽي قسم نه آهي، پر جڏهن جتي مال لڌو ويو ته مدعا عليهما (جن تي دعويٰ ٿيل هجي) دعويٰ ڪئي ته انهن ميت کان خريد ڪري ورتو هو، هاڻي انهن جي حيثيت مدعي (دعويٰ ڪندڙ) جي ٿي وئي ۽ انهن وٽ ان جو ڪو ثبوت نه هو، انهيءَ ڪري انهن جي خلاف ميت جي وارثن جو قسم ورتو ويو. ٢٦١ يعني قيامت جي ڏينهن. ٢٦٢ يعني جڏهن توهان پنهنجي اُمت کي ايمان جي دعوت ڏني ته لوڪن توهان کي انهن ڪهڙو جواب ڏنو، ان سوال ۾ انڪارين جي رُسوائي آهي.

٢٦٣ نبين مڳورن جو هي جواب سندن پوري ادب جو شان ظاهر ڪري ٿو ته اهي علم الاهي جي آڏو پنهنجي علم کي اصلاً نظر ۾ نه آڻيندا ۽ ذڪر جي قابل قرار نه ڏيندا ۽ معاملا الله تعالىٰ جي علم ۽ عدل جي حوالي فرمائيندا.

٢٦٤ جو مان انکي پاڪ ڪيو ۽ جهان جي عورتن تي ڪيس فضيلت ڏني.

٢٦٥ يعني حضرت جبرئيل عليه السلام سان ته اهو حضرت عيسيٰ عليه السلام سان گڏ رهي ۽ حادثن ۾ سندس مدد ڪري.

٢٦٦ ٻالپڻ ۾ ۽ اهو معجزو آهي.

٢٦٧ هن آيت مان ثابت ٿئي ٿو ته حضرت عيسيٰ عليه السلام قيامت کان اڳ نزول فرمائيندو ڇو ته پڪي عمر اچڻ کان اڳ پاڻ کنيو ويو هو. نزول جي وقت پاڻ ٽيٽيهن سالن جي جوان جي صورت ۾ جلوه افروز ٿيندو ۽ هن آيت جي مصداق هجڻ سان ڪلام ڪندو ۽ جيڪو پينگهي ۾ فرمايو هئائين اِنِّيْ عَبْدُ اللّٰهِ، سوئي فرمائيندو (جمل).

٢٦٨ يعني عملن جا راز.

٢٦٩ اهو ٻه حضرت عيسيٰ عليه السلام جو معجزو هو.

٢٧٠ انڌي ۽ ڪوڙهه جي مرض واري کي ڏسندڙ ۽ تندرست ڪرڻ ۽ مئلن کي زنده ڪري قبرن مان ڪڍڻ، سڀ الله جي اذن (حڪم) سان حضرت عيسيٰ عليه السلام جا معجزا آهن.

٢٧١ هيءَ هڪ ٻيءَ نعمت جو بيان آهي ته الله تعالىٰ، حضرت عيسيٰ عليه السلام کي يهودين جي شر کان محفوظ رکيو، جن سندس چٽا معجزا ڏسي ٻه سندس قتل جو ارادو ڪيو. الله تعالىٰ کيس آسمان تي کڻي ورتو ۽ يهودي نامُراد رهجي ويا.

٢٧٢ يعني حضرت عيسيٰ عليه السلام جا معجزا.



٢٧٣ حواري حضرت عيسيٰ عليه السلام جا اصحاب ۽ سندس مخصوص آهن. ٢٧٤ حضرت عيسيٰ عليه السلام تي. ٢٧٥ ظاهر ۽ باطن ۾ مخلص ۽ مطيع. ٢٧٦ معنيٰ هيءَ آهي ته ڇا الله تعالىٰ ان باري ۾ توهان جي دعا قبول فرمائيندو. ٢٧٧ ۽ پرهيزگاري اختيار ڪريو ته جيئن اهامُراد حاصل ٿئي. ڪن مفسرن چيو ته معنيٰ هيءَ آهي ته سمورين اُمتن کان نرالي سوال ڪرڻ ۾ الله کان ڊڄو يا هيءَ معنيٰ آهي ته ان جي قدرت جي ڪمال تي ايمان رکو ٿا ته پوءِ ان ۾ تردد نه ڪريو. حواري، مؤمن، عارف ۽ قدرتِ الاهيه جا معترف هئا. تن حضرت عيسيٰ عليه السلام کي عرض ڪيو. ٢٧٨ برڪت جي حاصل ڪرڻ جي لاءِ. ٢٧٩ ۽ قوي يقين ٿئي ۽ جيئن ته اسان قدرتِ الاهيه کي دليل سان ڄاتو آهي ۽ مشاهدي سان به ان کي پختو ڪريون.

صَدَقْتَنَا وَنَكُوْنَ عَلَيْهَا مِنَ الشّٰهِدِيْنَ ﴿۱۱۳﴾ قَالَ عِيْسَى ابْنُ مَرْيَمَ

ڏسون ته تو اسان سان سچ فرمايو ۲۸۰ ۽ اسان ان تي شاهد ٿي وڃون ۲۸۱ عيسىٰ پٽ مريم جي عرض ڪيو

اللّٰهُمَّ رَبَّنَآ اَنْزِلْ عَلَيْنَا مَآئِدَةً مِّنَ السَّمَآءِ تَكُوْنُ لَنَا عِيْدًا لِّاَوَّلِنَا

اي الله اي اسان جا رب اسان تي آسمان کان خوانچو نازل فرماءِ جيئن اهو اسان جي واسطي عيد ٿئي ۲۸۲

وَاٰخِرِنَا وَاٰيَةً مِّنْكَ ۚ وَارْزُقْنَا وَاَنْتَ خَيْرُ الرّٰزِقِيْنَ ﴿۱۱۴﴾ قَالَ اللّٰهُ اِنِّيْ

اسان جي اڳين پوين جي عيد ۽ ۲۸۳ تنهنجي طرف کان نشاني ۲۸۴ ۽ اسان کي رزق ڏي ۽ تون سڀني کان بهتر روزي ڏيندڙ آهين.

مُنَزِّلُهَا عَلَيْكُمْ ۚ فَمَنْ يَّكْفُرْ بَعْدُ مِنْكُمْ فَاِنِّيْٓ اُعَذِّبُهٗ عَذَابًا لَّآ

الله فرمايو ته مان اهو توهان تي نازل ڪريان ٿو، پوءِ هاڻي توهان مان جيڪو ڪفر ڪندو ۲۸۵ ته بيشڪ مان کيس اهو عذاب

اُعَذِّبُهٗٓ اَحَدًا مِّنَ الْعٰلَمِيْنَ ﴿۱۱۵﴾ وَاِذْ قَالَ اللّٰهُ يٰعِيْسَى ابْنَ مَرْيَمَ

ڏيندس جو سموري دنيا ۾ ڪنهن تي نه ڪندس، ۲۸۶ ۽ جڏهن الله فرمائيندو ۲۸۷ اي مريم جا پٽ

ءَاَنْتَ قُلْتَ لِلنَّاسِ اتَّخِذُوْنِيْ وَاُمِّيَ اِلٰهَيْنِ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ ۭ

عيسىٰ ڇا تو ماڻهن کي چيو هو ته مون کي ۽ منهنجي ماءُ کي ٻه خدا ڪري مقرر ڪريو الله کان سواءِ ۲۸۸

قَالَ سُبْحٰنَكَ مَا يَكُوْنُ لِيْٓ اَنْ اَقُوْلَ مَا لَيْسَ لِيْ ۤ بِحَقٍّ ۭ اِنْ كُنْتُ

عرض ڪندو تنهنجي پاڪائي آهي ۲۸۹ مون کي اهڙي ڳالهه ڪرڻ نه جڳائي جنهن جو مون کي حق نه آهي ۲۹۰

قُلْتُهٗ فَقَدْ عَلِمْتَهٗ ۭ تَعْلَمُ مَا فِيْ نَفْسِيْ وَلَآ اَعْلَمُ مَا فِيْ نَفْسِكَ ۭ

جيڪڏهن مون ايئن چيو هجي ته تو کي ضرور معلوم هوندو تون ڄاڻين ٿو جيڪي منهنجي دل ۾ آهي ۽ مان نٿو ڄاڻان جيڪو تنهنجي علم ۾ آهي

اِنَّكَ اَنْتَ عَلَّامُ الْغُيُوْبِ ﴿۱۱۶﴾ مَا قُلْتُ لَهُمْ اِلَّا مَآ اَمَرْتَنِيْ بِهٖٓ اَنِ

بيشڪ تون ئي سڀني غيبن کي بهتر ڄاڻندڙ آهين ۲۹۱ مان ته انهن کي نه چيو مگر اهو ئي جنهن جو تو مون کي حڪم ڪيو هو

اعْبُدُوا اللّٰهَ رَبِّيْ وَرَبَّكُمْ ۚ وَكُنْتُ عَلَيْهِمْ شَهِيْدًا مَّا دُمْتُ فِيْهِمْ ۚ

اهو ئي ته الله جي عبادت ڪريو جيڪو منهنجو ۽ توهان جو رب آهي ۽ مان انهن تي واقف هيس جيستائين مان انهن ۾ رهيس

فَلَمَّا تَوَفَّيْتَنِيْ كُنْتَ اَنْتَ الرَّقِيْبَ عَلَيْهِمْ ۭ وَاَنْتَ عَلٰي كُلِّ

پوءِ جڏهن تو مون کي کڻي ورتو ۲۹۲ ته تون ئي مٿن نگهبان هئين ۽ هر شيءِ تنهنجي سامهون

شَيْءٍ شَهِيْدٌ ﴿۱۱۷﴾ اِنْ تُعَذِّبْهُمْ فَاِنَّهُمْ عِبَادُكَ ۚ وَاِنْ تَغْفِرْ لَهُمْ

حاضر آهي ۲۹۳ جيڪڏهن تون انهن کي عذاب ڏين ته اهي تنهنجا ٻانها آهن ۽ جيڪڏهن ڪين تون بخشي ڇڏين

۲۸۰ بيشڪ توهان الله جا رسول آهيو.

۲۸۱ پنهنجن پوين لاءِ، حوارين جي هن عرض ڪرڻ تي حضرت عيسىٰ عليه السلام اُنهن کي ٽيهن روزن رکڻ جو حڪم ڏنو ۽ فرمايو ته جڏهن توهان انهن روزن کان فارغ ٿي ويندؤ ته پوءِ الله تعالىٰ کان جيڪا به دعا گهرندؤ سا قبول ٿيندي. انهن روزا رکي دسترخوان جي لهڻ جي دُعا گهُري، اُن وقت حضرت عيسىٰ عليه السلام غسل فرمايو ۽ ٿلهو لباس پهريو ۽ ٻه رڪعتون نماز ادا ڪيُون ۽ مٿو مبارڪ جُهڪايو ۽ روئي ڏهيءَ دعا گهري جنهن جو ايندڙ آيت ۾ ذڪر آهي.

۲۸۲ يعني اسان ان جي نزول جي ڏينهن کي عيد بڻايون، ان جي تعظيم ڪريون، خوشيون ملهايون، تنهنجي عبادت ڪريون، شڪر بجا آڻيون.

مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته جنهن ڏينهن الله تعالىٰ جي خاص رحمت نازل ٿئي، تنهن ڏينهن کي عيد بڻائڻ ۽ خوشيون ملهائڻ، عبادتون ڪرڻ شُڪر الاهي بجا آڻڻ صالحن جو طريقو آهي ۽ ڪو شڪ نه آهي ته سرور ڪونين صلى الله عليه وسلم جن جي تشريف آوري الله تعالىٰ جي عظيم ترين نعمت ۽ بزرگ ترين رحمت آهي. انهيءَ ڪري محبوب ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي ولادت شريف جي ڏينهن عيد ملهائڻ ۽ ميلاد شريف پڙهي شڪر الاهي بجا آڻڻ، خوشي ۽ سُرور ۽ راحت جو اظهار ڪرڻ مستحسن ۽ محمود ۽ الله جي مقبول ٻانهن جو بهترين طريقو آهي.

۲۸۳ جيڪي ديندار اسان جي زماني ۾ آهن، تن جي ۽ جيڪي اسان کان پوءِ اچن انهن جي.

۲۸۴ تنهنجي قدرت ۽ منهنجي نبوت جي.

۲۸۵ يعني دسترخوان نازل ٿيڻ کان پوءِ.

۲۸۶ اهڙيءَ طرح آسمان کان دسترخوان نازل ٿيو، تنهن کان پوءِ انهن مان جن ڪفر ڪيو، سي صورتون مسخ ڪري خنزير بڻايا ويا ۽ ٽن ڏينهن ۾ سمورا هلاڪ ٿي ويا.

۲۸۷ قيامت جي ڏينهن عيساين جي رسوائيءَ جي لاءِ.

۲۸۸ هن خطاب کي ٻڌي حضرت عيسىٰ عليه السلام ڏڪي ويندو.

۲۸۹ سمورن نقصن ۽ عيبن کان ۽ ان کان ته ڪو تنهنجو شريڪ ٿي سگهي.

۲۹۰ يعني جڏهن ڪو تنهنجو شريڪ نه ٿو ٿي سگهي ته پوءِ مان اهو ماڻهن کي ڪيئن چئي سگهندو هئس. ۲۹۱ علم کي الله تعالىٰ جي طرف نسبت ڪرڻ ۽ معاملو ان جي حوالي ڪري ڇڏڻ ۽ عظمتِ الاهيءَ جي سامهون پنهنجي مسڪيني جو اظهار ڪرڻ، سو حضرت عيسىٰ عليه السلام جي ادب جو شان آهي. ۲۹۲ تَوَفَّيْتَنِيْ جي لفظ سان حضرت عيسىٰ عليه السلام جي موت تي دليل آڻڻ صحيح نه آهي، ڇو ته پهريائين ته لفظ توفي موت جي لاءِ خاص نه آهي. ڪنهن شيءِ جي پوري طور تي وٺڻ کي چوندا آهن، تو ڙي اها موت کان سواءِ هجي. جيئن قرآن شريف ۾ ارشاد ٿيل آهي ته ، اَللّٰهُ يَتَوَفَّى الْاَنْفُسَ حِيْنَ مَوْتِهَا وَالَّتِيْ لَمْ تَمُتْ فِيْ مَنَامِهَا. ٻيو جڏهن ته هي سوال ۽ جواب قيامت جي ڏينهن جو آهي، پوءِ جيڪڏهن لفظ (توفّي) موت جي معنىٰ ۾ به فرض ڪيو وڃي، تڏهن به حضرت عيسىٰ عليه السلام جو موت، نزول کان اڳ ان مان ثابت نه ٿي سگهندو. ۲۹۳ ۽ منهنجو، انهن جو، ڪنهن جو به حال تو کان لڪل نه آهي.

فَإِنَّكَ أَنْتَ الْعَزِيزُ الْحَكِيمُ ﴿١١٨﴾ قَالَ اللَّهُ هَٰذَا يَوْمُ يَنْفَعُ الصَّادِقِينَ

ته بيشڪ تون ئي آهين غالب حڪمت وارو. ف٢٩٤ الله فرمايو ته هي آهي اهو ڏينهن جنهن ۾ سچن کي ف٢٩٥ سندن

صِدْقُهُمْ ۚ لَهُمْ جَنَّاتٌ تَجْرِي مِنْ تَحْتِهَا الْأَنْهَارُ خَالِدِينَ فِيهَا

سچ ڪم ڏيندو ، انهن جي واسطي باغ آهن جن جي هيٺان نهرون جاري آهن، هميشه هميشه انهن ۾ رهندا

أَبَدًا ۚ رَضِيَ اللَّهُ عَنْهُمْ وَرَضُوا عَنْهُ ۚ ذَٰلِكَ الْفَوْزُ الْعَظِيمُ ﴿١١٩﴾ لِلَّهِ

الله انهن کان راضي ٿيو ۽ هو الله کان راضي ، اها آهي وڏي ڪاميابي. الله جي واسطي ئي آهي آسمانن

مُلْكُ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ وَمَا فِيهِنَّ ۚ وَهُوَ عَلَىٰ كُلِّ شَيْءٍ قَدِيرٌ ﴿١٢٠﴾

۽ زمين ۽ جو ڪجهه انهن ۾ آهي سڀني جي بادشاهي ۽ اهو هر شيءِ تي قادر آهي. ف٢٩٧

سُورَةُ الْأَنْعَامِ ٦ مَكِّيَّةٌ ٥٥ — بِسْمِ اللَّهِ الرَّحْمَٰنِ الرَّحِيمِ — آيَاتُهَا ١٦٥ رُكُوعَاتُهَا ٢٠

سورة انعام مڪي آهي، هن ۾ ف١ ١٦٥ يا ١٦٦ آيتون ۽ ٢٠ رڪوع آهن. الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع)

الْحَمْدُ لِلَّهِ الَّذِي خَلَقَ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضَ وَجَعَلَ الظُّلُمَاتِ

سڀ ساراهون خوبيون الله جي واسطي جنهن آسمان ۽ زمين بڻايا ف٢ ۽ اونداهيون ۽ روشنائي

وَالنُّورَ ۖ ثُمَّ الَّذِينَ كَفَرُوا بِرَبِّهِمْ يَعْدِلُونَ ﴿١﴾ هُوَ الَّذِي خَلَقَكُمْ

پيدا فرمائي ف٣ پوءِ به ف٤ ڪافر پنهنجي رب جي برابر ٺاهن ٿا. ف٥ اهو ئي آهي جنهن توهان کي مٽيءَ ف٦

مِنْ طِينٍ ثُمَّ قَضَىٰ أَجَلًا ۖ وَأَجَلٌ مُسَمًّى عِنْدَهُ ۖ ثُمَّ أَنْتُمْ

مان پيدا ڪيو پوءِ هڪ مقرر وقت جو فيصلو فرمايو ف٧ ۽ وٽس هڪ مقرر واعدو آهي ف٨ پوءِ توهان

تَمْتَرُونَ ﴿٢﴾ وَهُوَ اللَّهُ فِي السَّمَاوَاتِ وَفِي الْأَرْضِ ۖ يَعْلَمُ سِرَّكُمْ

مانٺو شڪ ڪريو ٿا. ۽ اهو ئي الله آهي آسمانن ۽ زمين جو ف٩ ان کي توهان جو لڪ ۽

وَجَهْرَكُمْ وَيَعْلَمُ مَا تَكْسِبُونَ ﴿٣﴾ وَمَا تَأْتِيهِمْ مِنْ آيَةٍ مِنْ آيَاتِ

ظاهر سمورو معلوم آهي ۽ توهان جا ڪم جاڻي ٿو. ۽ انهن وٽ سندن رب جي نشانين مان

رَبِّهِمْ إِلَّا كَانُوا عَنْهَا مُعْرِضِينَ ﴿٤﴾ فَقَدْ كَذَّبُوا بِالْحَقِّ لَمَّا جَاءَهُمْ ۖ

ڪا به نشاني نٿي اچي مگر ان کان منهن ڦيرين ٿا. پوءِ بيشڪ انهن حق کي ڪوڙو سمجهيو ف١٠ جڏهن وٽن آيو

فَسَوْفَ يَأْتِيهِمْ أَنْبَاءُ مَا كَانُوا بِهِ يَسْتَهْزِئُونَ ﴿٥﴾ أَلَمْ يَرَوْا كَمْ

اجهو انهن کي خبر پوي ٿي ان ڳالهه جي جنهن تي کلي رهيا هئا. ف١١ ڇا انهن نه ڏٺو ته اسان



ف٢٩٤ حضرت عيسىٰ عليه السلام کي معلوم آهي ته قوم ۾ ڪي ماڻهو ڪفر تي قائم رهيا، ڪي ايمان جي شرف سان مشرف ٿيا، ان ڪري سندس بارگاهِ الاهيءَ ۾ هي عرض آهي ته انهن مان جيڪي ڪفر تي قائم رهيا ، تن تي تون عذاب فرمائين ته بلڪل حق بجاءِ عدل وانصاف آهي؛ ڇو ته انهن حجت پوري ٿيڻ کان پوءِ ڪفر اختيار ڪيو ۽ جن ايمان آندو ، تن کي تون بخشين ته تنهنجو فضل ۽ ڪرم آهي ۽ تنهنجو هر ڪم حڪمت آهي .

ف٢٩٥ قيامت جو ڏينهن .

ف٢٩٦ جيڪي دنيا ۾ سچائيءَ تي رهيا، جيئن حضرت عيسىٰ عليه السلام

ع ١٦ ٥ ٦

ف٢٩٧ سچي کي ثواب ڏيڻ تي ۽ ڪوڙي کي عذاب فرمائڻ تي به. مسئلو :- قدرت ممڪنات سان متعلق ٿئي ٿي ، نه واجبات ۽ محالات سان، پوءِ معنيٰ هيءَ آهي ته الله تعاليٰ هر امر ممڪن الوجود تي قادر آهي (جمل). مسئلو:- ڪوڙ وغيره عيب ۽ برايون الله سبحانهٗ تبارڪ وتعاليٰ جي لاءِ محال آهن، انهن کي قدرت هيٺ ٻڌائڻ ۽ هن آيت مان سند آڻڻ غلط ۽ باطل آهي .

ف١ سورة انعام مڪي آهي، هن ۾ ويهه رڪوع ۽ هڪ سئو پنجهٺ آيتون، ٽي هزار هڪ سئو ڪلما ۽ ٻارهن هزار نو سئو پنجتيهه حرف آهن حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما فرمايو ته هيءَ سورة هڪ ئي رات مڪي شريف ۾ نازل ٿي ۽ هن سان گڏ ستر هزار ملائڪ آيا، جن سان آسمان جا پاسا ڀرجي ويا، هيءَ به هڪ روايت ۾ آهي ته اهي ملائڪ تسبيح ۽ تقديس ڪندا آيا ۽ محبوب سائين صلي الله عليه وسلم سبحان ربي العظيم فرمائيندي سربسجود ٿيا .

ف٢ حضرت ڪعب احبار رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته توريت ۾ سڀ کان اول اهائي آيت آهي ، هن آيت ۾ ٻانهن کي استغناء جي شان سان گڏ حمد جي تعليم فرمائي وئي آهي ۽ آسمان ۽ زمين جي پيدائش جو ذڪر هن ڪري آهي ته انهن ۾ ڏسندڙن جي لاءِ گهڻا قدرت جا عجائب ۽ حڪمت جا غرائب ۽ عبرتون ۽ نفعا آهن .

ف٣ يعني هر هڪ اونداهي ۽ روشنائي . اونڌاهي اها اونداهي رات جي هجي يا ڪفر جي يا جهالت جي يا جهنم جي ۽ روشني ڏينهن جي هجي يا ايمان ، هدايت ، علم ۽ جنت جي. ظلمات کي جمع ۽ نور کي واحد جي صيغي سان ذڪر فرمائڻ ۾ هن طرف اشارو آهي ته باطل جون واٽون تمام گهڻيون آهن ۽ سچي واٽ هڪ دين اسلام. ف٤ يعني اهڙن دليلن تي آگاهه ٿيڻ ۽ قدرت جي اهڙن نشانين ڏسڻ جي باوجود . ف٥ ٻين کي ، ايستائين جو پٿرن جي عبادت ڪن ٿا، جيتوڻيڪ هن ڳالهه جا اقراري آهن ته آسمان ۽ زمين جو پيدا ڪرڻ وارو الله آهي. ف٦ يعني توهان جي اصل حضرت آدم کي جنهن جي نسل مان توهان پيدا ٿيئو. فائدو:- هن ۾ مشرڪن جو رد آهي ، جيڪي چوندا هئا ته جڏهن اسان مري مٽي ٿي ويندا سون ، پوءِ ڪيئن زنده ڪيا ويندا سون ، انهن کي ٻڌايو ويو ته توهان جو اصل مٽيءَ مان ئي آهي، پوءِ وري پيهر پيدا ڪرڻ تي ڪهڙو تعجب ! جنهن قادر پهريائين پيدا ڪيو، ان جي قدرت کان، موت کان پوءِ جيئرو فرمائڻ کي بعيد ڄاڻڻ ناداني آهي.

ف٧ جنهن جي پوري ٿيڻ تي توهان مري ويندؤ . ف٨ مرڻ کان پوءِ اٿارڻ جو. ف٩ ان جو ڪو شريڪ نه آهي. ف١٠ هتي حق مان قرآن مجيد جون آيتون مراد آهن يا محبوب ڪريم صلي الله عليه واله وسلم جن ۽ سندس معجزا. ف١١ ته اها ڪهڙي عظمت واري آهي ۽ ان تي ٺٺولي جو انجام ڪهڙو وبال ۽ عذاب.

أَهْلَكْنَا مِن قَبْلِهِم مِّن قَرْنٍ مَّكَّنَّاهُمْ فِي الْأَرْضِ مَا لَمْ نُمَكِّن
انهن کان اڳ ۾ ف١٢ ڪيترين قومن تباهه ڪيو، انهن کي اسان زمين ۾ اهڙي طاقت ڏني هئي ف١٣ جيڪا توهان
لَّكُمْ وَأَرْسَلْنَا السَّمَاءَ عَلَيْهِم مِّدْرَارًا ۖ وَجَعَلْنَا الْأَنْهَارَ تَجْرِي
کي نه ڏني ۽ انهن تي اسان زوردار وڏ ڦڙي برسات جي مهرباني ڪئي ف١٤ ۽ انهن جي هيٺان نهرون
مِن تَحْتِهِمْ فَأَهْلَكْنَاهُم بِذُنُوبِهِمْ وَأَنشَأْنَا مِن بَعْدِهِمْ قَرْنًا
جاري ڪيون ف١٥ پوءِ اسان انهن کي سندن گناهن جي سبب هلاڪ ڪيو ف١٦ ۽ انهن کان پوءِ ٻيون قومون پيدا
آخَرِينَ ﴿٦﴾ وَلَوْ نَزَّلْنَا عَلَيْكَ كِتَابًا فِي قِرْطَاسٍ فَلَمَسُوهُ بِأَيْدِيهِمْ
فرمايون. ف١٧ ۽ جيڪڏهن اسان توهان تي ڪاغذ ۾ ڪجهه لکيل لاهيون ها ف١٨ جو اهي انهيءَ کي پنهنجي هٿ سان ڇهن ها
لَقَالَ الَّذِينَ كَفَرُوا إِنْ هَٰذَا إِلَّا سِحْرٌ مُّبِينٌ ﴿٧﴾ وَقَالُوا لَوْلَا أُنزِلَ
تڏهن به ڪافر چون ها ته هيءُ نه آهي مگر کليو جادو. ۽ چون ٿا ف١٩ ته ان تي ف٢٠ ملائڪ ڇو نه لاٿو ويو
عَلَيْهِ مَلَكٌ ۖ وَلَوْ أَنزَلْنَا مَلَكًا لَّقُضِيَ الْأَمْرُ ثُمَّ لَا يُنظَرُونَ ﴿٨﴾ وَلَوْ
۽ جيڪڏهن اسان ملائڪ موڪليون ها ف٢١ ته ڪم پورو ٿي چڪو هجي ها ف٢٢ پوءِ انهن کي مهلت نه ڏني وڃي ها ف٢٣ ۽
جَعَلْنَاهُ مَلَكًا لَّجَعَلْنَاهُ رَجُلًا وَلَلَبَسْنَا عَلَيْهِم مَّا يَلْبِسُونَ ﴿٩﴾ وَلَقَدِ
جيڪڏهن اسان نبي کي ملائڪ ڪريون ها ف٢٤ تڏهن به کيس مرد ڪريون ها ف٢٥ ۽ انهن تي اهوئي شبهه رکون ها جنهن ۾ هاڻي آهن.
اسْتُهْزِئَ بِرُسُلٍ مِّن قَبْلِكَ فَحَاقَ بِالَّذِينَ سَخِرُوا مِنْهُم مَّا
اي محبوب! ضرور توکان اڳي به رسولن سان مسخريون ڪيون ويون، پوءِ جيڪي ساڻن مسخري ڪندا هئا، انهن کي
كَانُوا بِهِ يَسْتَهْزِئُونَ ﴿١٠﴾ قُلْ سِيرُوا فِي الْأَرْضِ ثُمَّ انظُرُوا كَيْفَ
انهيءَ مسخري ئي تباهه ڪري ڇڏيو. ف٢٦ توهان فرمايو ف٢٧ زمين ۾ سير ڪريو پوءِ ڏسو ته
كَانَ عَاقِبَةُ الْمُكَذِّبِينَ ﴿١١﴾ قُل لِّمَن مَّا فِي السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ ۖ
ڪوڙو سمجهندڙن جي پڇاڙي ڪيئن ٿي. ف٢٨ توهان فرمايو ته ڪنهن جو آهي جو ڪجهه آسمانن ۽ زمين ۾ آهي ف٢٩
قُل لِّلَّهِ ۚ كَتَبَ عَلَىٰ نَفْسِهِ الرَّحْمَةَ ۚ لَيَجْمَعَنَّكُمْ إِلَىٰ يَوْمِ الْقِيَامَةِ
توهان فرمايو ته الله جو آهي ف٣٠ ان پنهنجي ڪرم جي ذمي رحمت لکي ڇڏي آهي ف٣١ بيشڪ ضرور توهان کي قيامت جي ڏينهن گڏ
لَا رَيْبَ فِيهِ ۚ الَّذِينَ خَسِرُوا أَنفُسَهُمْ فَهُمْ لَا يُؤْمِنُونَ ﴿١٢﴾ وَلَهُ
ڪندو ف٣٢ جنهن ۾ ڪو شڪ ڪونهي، جن پاڻ کي نقصان ۾ وڌو ف٣٣ سي ايمان نه آڻيندا. انهيءَ جو آهي



ف١٢ اڳين امتن مان. ف١٣ قوت، مال ۽ دنيا جو گهڻو سامان ڏيئي ف١٤ جنهن سان ٻنيون آباد ٿين. ف١٥ جنهن سان باغن پرورش ورتي ۽ دنيا جي زندگيءَ جي لاءِ عيش ۽ عشرت جا سبب حاصل ٿيا ف١٦ جو انهن نبين سڳورن کي ڪوڙو چيو ۽ سندن اهو سامان کين هلاڪت کان نه بچائي سگهيو. ف١٧ ۽ ٻئي زماني وارن کي سندن جانشين ڪيو ويو. مدعا هيءُ آهي ته گذريل امتن جي حال کان عبرت ۽ نصيحت حاصل ڪرڻ گهرجي ته اهي ماڻهو قوت، دولت مال جي گهڻائيءَ ۽ عيال جي باوجود ڪفر ۽ سرڪشيءَ جي ڪري هلاڪ ڪيا ويا، پوءِ گهرجي ته انهن جي حال مان عبرت حاصل ڪري غفلت جي خواب مان سجاڳ ٿيو. ف١٨ شان نزول:- هيءُ آيت نضر بن حارث، عبدالله بن اُميه ۽ نوفل بن خويلد جي حق ۾ نازل ٿي، جن چيو هو ته محمد (صلى الله عليه وسلم) جن تي اسان هرگز ايمان نه آڻينداسون، جيستائين توهان اسان وٽ الله جي طرفان ڪتاب نه آڻيو، جنهن سان گڏ چار ملائڪ هجن، اهي شاهدي ڏين ته هيءُ الله جو ڪتاب آهي ۽ توهان الله جا رسول آهيو. هن تي هيءُ آيت ڪريمه نازل ٿي ۽ ٻڌايو ويو ته اهي سڀ حيلا ۽ بهانا آهن. جيڪڏهن ڪاغذ تي لکيل ڪتاب لاٿو وڃي ها ۽ اهي ان کي پنهنجن هٿن سان ڇهي ۽ ٽوهي ڪري ڏسن ها ۽ هن ڳالهه جو موقعو به نه هجي ها ته نظربندي ڪئي ويئي هئي، ڪتاب لهندو نظر آيو، هو ڪجهه به نه، پوءِ به اهي بدنصيب ايمان آڻڻ وارا نه هئا ان کي جادو ٻڌائن ها ۽ جهڙيءَ طرح شق القمر کي جادو چيائون ۽ ان معجزي کي ڏسي ايمان نه آندائون. اهڙيءَ طرح ان تي به ايمان نه آڻن ها، ڇو ته جيڪي ماڻهو بغض ۽ حسد جي ڪري انڪار ڪندا آهن، سي نشانين ۽ معجزن مان نفعو حاصل ڪري نٿا سگهن. ف١٩ مشرڪن. ف٢٠ يعني محبوب سيد عالم صلى الله عليه وآله وسلم جن تي. ف٢١ ۽ پوءِ به ايمان نه آڻن ها. ف٢٢ يعني عذاب واجب ٿي وڃي ها ۽ اهو سنت الاهيه آهي ته جڏهن ڪافر ڪا نشاني طلب ڪن ۽ ان کان پوءِ به ايمان نه آڻن ته پوءِ عذاب واجب ٿي وڃي ٿو ۽ اهي هلاڪ ڪيا وڃن ٿا. ف٢٣ هڪ گهڙي به عذاب پوئتي نه ڪيو وڃي ها، پوءِ ملائڪ جو لاهڻ، جنهن کي اهي طلب ڪن، انهن کي ڪهڙو نفعو ڏئي ها. ف٢٤ هي انهن ڪافرن جو جواب آهي، جيڪي نبي عليه السلام کي چوندا هئا ته هي اسان وانگر بشر آهي ۽ انهيءَ چرپر ۾ اهي ايمان کان محروم رهندا هئا، انهن کي انسانن مان رسول مبعوث فرمائڻ جي حڪمت ٻڌائي وڃي ٿي ته سندن فائدي وٺڻ ۽ نبيءَ جي تعليم مان فيض حاصل ڪرڻ جي اهائي صورت آهي ته نبي بشري صورت ۾ جلوه افروز هجي، ڇو ته ملائڪ کي ان جي اصلي صورت ۾ ڏسڻ جو ته اهي ماڻهو تاب نٿا آڻي سگهن، نه ڏسڻ سان ئي هيبت سان بيهوش ٿي وڃن يا مري وڃن ها. ف٢٥ ۽ انساني صورت ۾ ئي موڪليون ها ته جيئن اهي ماڻهوان کي ڏسي سگهن، ان کان دين جا احڪام معلوم ڪري سگهن، پر جيڪڏهن ملائڪ بشري صورت ۾ اچي ها ته وري به انهيءَ چوڻ جو موقعو رهي ها ته هي بشر آهي. پوءِ ملائڪ کي نبي بنائڻ جو ڪهڙو فائدو هجي ها. ف٢٦ اهي عذاب ۾ مبتلا ٿيا، هن ۾ نبي ڪريم محبوب مدني صلى الله عليه وسلم جن جي تسلي ۽ تسڪين آهي ته توهان ڏکويل ۽ ملول نه ٿيو، ڪافرن جو اڳين نبين سڳورن سان به اهو دستور رهيو آهي ۽ ان جو وبال انهن ڪافرن کي ڪنڌ پيو آهي. مشرڪن کي پڻ تنبيهه آهي ته اڳين امتن جي حال کان عبرت حاصل ڪن ۽ نبين سڳورن سان ادب جو طريقو ملحوظ رکن ته جيئن اڳين وانگر عذاب ۾ مبتلا نه ٿين. ف٢٧ اي پيارا حبيب صلى الله عليه وآله وسلم! انهن مسخري ڪندڙن کي ته توهان. ف٢٨ ۽ انهن ڪفر ۽ ڪوڙ جو ڪهڙو ثمر حاصل ڪيو. ف٢٩ جيڪڏهن اهي ان جو جواب نه ڏين ته پوءِ. ف٣٠ ڇو ته ان کان سواءِ ٻيو ڪو به جواب نه آهي ۽ اهي ان جي خلاف ڪجهه نٿا ڪري سگهن، ڇو ته بُت، جن کي مُشرڪ پوڄين ٿا، اهي بي جان آهن، ڪنهن به شيءِ جي مالڪ هجڻ جي صلاحيت نٿا رکن، پاڻ ٻئي جي ملڪيت آهن، آسمان ۽ زمين جو اهوئي مالڪ ٿي سگهي ٿو، جيڪو حيّ ۽ قيّوم، ازلي وابدي، قادر مطلق، هر شيءِ تي تصرف ڪندڙ ۽ حڪمران هجي ۽ سمورين شين ان جي پيدا ڪرڻ سان وجود ۾ آيون هجن، اهڙو الله کان سواءِ ڪو به نه آهي، ان ڪري سموري آسماني ۽ زميني ڪائنات جو مالڪ ان کان سواءِ ڪو به ٻيو نٿو ٿي سگهي. ف٣١ يعني اُن رحمت جو واعدو ڪيو ۽ ان جي واعدي خلافي ۽ ڪوڙ ان جي لاءِ محال آهي ۽ رحمت عام آهي. ديني هجي يا دنيوي، پنهنجيءَ معرفت، توحيد ۽ علم جي طرف هدايت فرمائڻ به رحمت ۾ داخل آهي ۽ ڪافرن کي مهلت ڏيڻ ۽ سزا ۾ تڪڙ نه فرمائڻ به، جو ان سان کين توبهه ۽ پشيمانيءَ جو موقعو ملي ٿو (جمل وغيره). ف٣٢ ۽ عملن جو بدلو ڏيندو. ف٣٣ ڪفر اختيار ڪري.

مَا سَكَنَ فِی الَّیۡلِ وَ النَّهَارِ ؕ وَ هُوَ السَّمِیۡعُ الۡعَلِیۡمُ ﴿۱۳﴾ قُلۡ اَغَیۡرَ

جيڪو ساڪن آهي رات ڏينهن ۾ و٣٤ ۽ اهو ئي ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي. و٣٥ توهان فرمايو ڇا الله کان

اللّٰهِ اَتَّخِذُ وَلِیًّا فَاطِرِ السَّمٰوٰتِ وَ الۡاَرۡضِ وَ هُوَ یُطۡعِمُ وَ لَا یُطۡعَمُ ؕ

سواءِ ڪنهن ٻئي کي والي ٺاهيان و٣٦ اهو الله جنهن آسمان ۽ زمين پيدا ڪيا ۽ ٻين کي کارائي ٿو ۽ پاڻ کائڻ کان پاڪ آهي و٣٧

قُلۡ اِنِّیۡۤ اُمِرۡتُ اَنۡ اَكُوۡنَ اَوَّلَ مَنۡ اَسۡلَمَ وَ لَا تَكُوۡنَنَّ مِنَ

توهان فرمايو ته مون کي حڪم آهي ته سڀني کان اڳ مان ٿيان ڪنڌ جهڪايان و٣٨ ۽ شرڪ وارن مان هرگز نه ٿجو.

الۡمُشۡرِكِیۡنَ ﴿۱۴﴾ قُلۡ اِنِّیۡۤ اَخَافُ اِنۡ عَصَیۡتُ رَبِّیۡ عَذَابَ یَوۡمٍ

توهان فرمايو جيڪڏهن مان پنهنجي رب جي نافرماني ڪريان ته مون کي وڏي ڏينهن و٣٩ جي عذاب جو خوف

عَظِیۡمٍ ﴿۱۵﴾ مَنۡ یُّصۡرَفۡ عَنۡهُ یَوۡمَئِذٍ فَقَدۡ رَحِمَهٗ ؕ وَ ذٰلِكَ الۡفَوۡزُ

آهي ان ڏينهن جنهن کان عذاب هٽايو ويو ضرور و٤٠ ان تي الله جي مهرباني ٿي ۽ اها ئي چٽي ڪاميابي

الۡمُبِیۡنُ ﴿۱۶﴾ وَ اِنۡ یَّمۡسَسۡكَ اللّٰهُ بِضُرٍّ فَلَا كَاشِفَ لَهٗۤ اِلَّا هُوَ ؕ وَ

آهي ۽ جيڪڏهن الله توکي ڪا تڪليف پهچائي و٤١ ته ان کان سواءِ انهيءَ تڪليف کي ٽارڻ وارو ڪو نهي ۽

اِنۡ یَّمۡسَسۡكَ بِخَیۡرٍ فَهُوَ عَلٰی كُلِّ شَیۡءٍ قَدِیۡرٌ ﴿۱۷﴾ وَ هُوَ الۡقَاهِرُ

جيڪڏهن توسان ڀلائي ڪري و٤٢ ته اهو سڀ ڪجهه ڪري سگهي ٿو. و٤٣ اهو ئي غالب آهي پنهنجي

فَوۡقَ عِبَادِهٖ ؕ وَ هُوَ الۡحَكِیۡمُ الۡخَبِیۡرُ ﴿۱۸﴾ قُلۡ اَیُّ شَیۡءٍ اَكۡبَرُ شَهَادَةً ؕ

ٻانهن تي ۽ اهو ئي حڪمت وارو خبردار آهي. توهان فرمايو سڀ کان وڏي شاهدي ڪنهن جي ٿي سگهي ٿي

قُلِ اللّٰهُ ۟ۙ شَهِیۡدٌۢ بَیۡنِیۡ وَ بَیۡنَكُمۡ ۟ وَ اُوۡحِیَ اِلَیَّ هٰذَا الۡقُرۡاٰنُ لِاُنۡذِرَكُمۡ

و٤٤ توهان فرمايو منهنجي ۽ توهان جي درميان الله شاهد آهي و٤٥ ۽ منهنجي طرف هن قرآن جو وحي ٿيو آهي جيئن مان ان سان

بِهٖ وَ مَنۡۢ بَلَغَ ؕ اَئِنَّكُمۡ لَتَشۡهَدُوۡنَ اَنَّ مَعَ اللّٰهِ اٰلِهَةً اُخۡرٰی ؕ قُلۡ لَّاۤ

توهان کي ڊيڄاريان و٤٦ ۽ جنهن جنهن کي پهچي و٤٧ ته ڇا توهان و٤٨ اها شاهدي ڏيو ٿا ته الله سان گڏ ٻيا خدا آهن؟ توهان فرمايو

اَشۡهَدُ ۚ قُلۡ اِنَّمَا هُوَ اِلٰهٌ وَّاحِدٌ وَّ اِنَّنِیۡ بَرِیۡٓءٌ مِّمَّا تُشۡرِكُوۡنَ ﴿۱۹﴾

ته و٤٩ مان اها شاهدي نه ٿو ڏيان و٥٠ توهان فرمايو اهو ئي هڪ معبود آهي و٥١ ۽ مان بيزار آهيان انهن کان جن کي توهان خدا جو شريڪ

اَلَّذِیۡنَ اٰتَیۡنٰهُمُ الۡكِتٰبَ یَعۡرِفُوۡنَهٗ كَمَا یَعۡرِفُوۡنَ اَبۡنَآءَهُمۡ ۘ اَلَّذِیۡنَ

ٺاهيو ٿا. و٥٢ جن کي اسان ڪتاب ڏنو سي و٥٣ هن نبيءَ کي سڃاڻن ٿا و٥٤ جيئن پنهنجن پٽن کي سڃاڻيندا آهن و٥٥ جن پاڻ



و٣٤ يعني سموري موجودات انهيءَ جي ملڪيت آهي ۽ اهو سڀني جو خالق ۽ مالڪ ۽ رب آهي. و٣٥ ان کان ڪا به شيءِ لڪل نه آهي. و٣٦ شان نزول: جڏهن ڪافرن حضور اقدس صلی الله عليه وآله وسلم جن کي پنهنجن ابن ڏاڏن جي دين جي دعوت ڏني ته هيءَ آيت نازل ٿي. و٣٧ يعني سموري مخلوق ان جي محتاج آهي ۽ اهو سڀني کان بي نياز آهي. و٣٨ ڇو ته نبي پنهنجي امت کان دين ۾ سابق هوندو آهي. و٣٩ يعني قيامت جي ڏينهن. و٤٠ ۽ جو ٽڪارو ڏنو ويو. و٤١ بيماري يا مفلسي يا ٻي ڪا مصيبت. و٤٢ صحت ۽ دولت وغيره جي مثل. و٤٣ قادر مطلق آهي، هر شيءِ تي ذاتي قدرت رکي ٿو. ڪو به ان جي مشيت جي خلاف ڪجهه نٿو ڪري سگهي، پوءِ ڪو ان کان سواءِ عبادت جي لائق ڪيئن ٿي سگهي ٿو. هي رد شرڪ جي دل ۾ اثر ڪرڻ وارو دليل آهي. و٤٤ شان نزول: مڪي وارا باجهاري رسول ڪريم صلی الله عليه وآله وسلم جن کي چوڻ لڳا ته اي محمد (صلی الله عليه وآله وسلم)! اسان کي اهو ڏيکاريو جيڪو توهان جي رسالت جي شاهدي ڏيندو هجي. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي. و٤٥ ۽ ايتري وڏي ۽ قابل قبول شاهدي ٻئي ڪنهن جي ٿي سگهي ٿي! و٤٦ يعني الله تعالیٰ منهنجي نبوت جي شاهدي ڏي ٿو. انهيءَ ڪري جو ان منهنجي طرف هن قرآن جو وحي فرمايو ۽ اهو اهڙو معجزو جو توهان فصيح ۽ بليغ ۽ صاحب زبان هجڻ جي باوجود ان جي مقابلي کان عاجز رهيؤ. پوءِ ان ڪتاب جو منهنجي مٿان نازل ٿيڻ الله جي طرف کان منهنجي رسول هجڻ جي شاهدي آهي. جڏهن هي قرآن شريف الله تعالیٰ جي طرفان يقيني شاهد آهي ۽ منهنجي طرف وحي فرمايو ويو آهي ته جيئن مان توهان کي ڊيڄاريان ته توهان الله جي حڪم جي مخالفت نه ڪريو. و٤٧ يعني مون کان پوءِ قيامت تائين ايندڙن، جن کي هيءَ قرآن پاڪ پهچي، ڀلي اهي انسان هجن يا جن، سڀني کي مان الله جي حڪم جي مخالفت کان ڊيڄاريان. حديث شريف ۾ آهي ته جنهن شخص کي قرآن شريف پهتو، گويا ان محبوب نبي ڪريم صلی الله عليه وآله وسلم جن کي ڏٺو ۽ سندن ڪلام مبارڪ ٻڌو. حضرت انس بن مالڪ رضی الله تعالیٰ عنه فرمايو ته جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي ته حضور نبي ڪريم صلی الله عليه وآله وسلم جن ڪسریٰ ۽ قيصر وغيره بادشاهن کي اسلام جي دعوت جا خط موڪليا (مدارڪ ۽ خازن). هن جي تفسير ۾ هڪ قول هيءُ به آهي ته مَن بَلَغَ ۾ مَن مرفوع المحل آهي ۽ معنيٰ هيءَ آهي ته ان قرآن سان، مان توهان کي ڊيڄاريان ۽ اهي ڊيڄارين، جن کي اهو قرآن شريف پهچي. ترمذيءَ جي حديث ۾ آهي ته الله خوش ۽ آباد ڪري ان کي، جنهن اسان جو ڪلام ٻڌو ۽ جيئن ٻڌو، تيئن پهچايو ۽ گهڻا پهچائيندڙ ٻڌڻ وارن کان وڌيڪ اهل ٿيندا آهن، ۽ هڪ روايت ۾ آهي ته ٻڌڻ وارن کان وڌيڪ فقيه ٿيندا آهن، هن مان فقيهن جي منزلت معلوم ٿئي ٿي. و٤٨ اي مشرڪؤ! و٤٩ اي حبيب اڪرم صلی الله عليه وآله وسلم! و٥٠ جيڪا شاهدي توهان ڏيو ٿا ۽ الله سان ٻين کي شريڪ ڪريو ٿا. و٥١ ان جو ڪو به شريڪ نه آهي. و٥٢ مسئلو: هن آيت مان ثابت ٿيو ته جنهن شخص اسلام آندو، ان کي گهرجي ته توحيد ۽ رسالت جي شاهديءَ سان گڏ اسلام جي هر مخالف عقيدي ۽ دين کان بيزاريءَ جو اظهار ڪري. و٥٣ يعني يهودين ۽ نصارن جا عالم، جن توريت ۽ انجيل ڏٺو. و٥٤ سندن حليه شريف ۽ نعت ۽ صفت سان، جيڪا انهن ڪتابن ۾ ذڪر ٿيل آهي. و٥٥ يعني ڪنهن شڪ ۽ شبهي کان سواءِ.

خَسِرُوْٓا اَنْفُسَهُمْ فَهُمْ لَا يُؤْمِنُوْنَ ﴿٢٠﴾ وَمَنْ اَظْلَمُ مِمَّنِ افْتَرٰى

کي نقصان ۾ وڌو اهي ايمان نٿا آڻين. ۽ ان کان وڌيڪ ظالم ڪير ٿي سگهي ٿو جو الله تي ڪوڙ گهڙي

عَلَى اللّٰهِ كَذِبًا اَوْ كَذَّبَ بِاٰيٰتِهٖ ؕ اِنَّهٗ لَا يُفْلِحُ الظّٰلِمُوْنَ ﴿٢١﴾ وَيَوْمَ

ف۵۶ يا سندس آيتن کي ڪوڙو ڄاڻي . بيشڪ ظالم ڇوٽڪارو نه لهندا . ۽ جنهن ڏينهن

نَحْشُرُهُمْ جَمِيْعًا ثُمَّ نَقُوْلُ لِلَّذِيْنَ اَشْرَكُوْٓا اَيْنَ شُرَكَآؤُكُمُ الَّذِيْنَ

اسان سڀني کي گڏ ڪندا سين (يا اٿاريندا سين) پوءِ مشرڪن کي فرمائيندا سين ته ڪٿي آهن توهان جا اهي شريڪ جن جي

كُنْتُمْ تَزْعُمُوْنَ ﴿٢٢﴾ ثُمَّ لَمْ تَكُنْ فِتْنَتُهُمْ اِلَّآ اَنْ قَالُوْا وَاللّٰهِ رَبِّنَا

توهان دعوىٰ ڪندا هئا . پوءِ انهن کي ڪا ڳالهه نه هندي نظر نه ايندي ف۵۷ مگر هي ته چوندا اسان کي الله رب جو قسم

مَا كُنَّا مُشْرِكِيْنَ ﴿٢٣﴾ اُنْظُرْ كَيْفَ كَذَبُوْا عَلٰٓى اَنْفُسِهِمْ وَضَلَّ عَنْهُمْ

اسان ته مشرڪ نه هئاسين . ڏس ته پنهنجي پاڻ تي ڪيئن ڪوڙ ڪُٿي ويا ف۵۸ ۽ ڪيئن وسري ويون اهي ڳالهيون

مَّا كَانُوْا يَفْتَرُوْنَ ﴿٢٤﴾ وَمِنْهُمْ مَّنْ يَّسْتَمِعُ اِلَيْكَ ۚ وَجَعَلْنَا عَلٰى

جيڪي گهڙيندا هئا . ۽ انهن مان ڪي اهي آهن جيڪي تنهنجي طرف ڪن لڳائي ٻڌندا آهن ف۵۹ ۽ اسان انهن جي

قُلُوْبِهِمْ اَكِنَّةً اَنْ يَّفْقَهُوْهُ وَفِيْٓ اٰذَانِهِمْ وَقْرًا ؕ وَاِنْ يَّرَوْا كُلَّ

دلين تي پردا وجهي ڇڏيا آهن جو ان کي نه سمجهن ۽ سندن ڪنن ۾ ڏاٽ ۽ جيڪڏهن سڀئي نشانيون

اٰيَةٍ لَّا يُؤْمِنُوْا بِهَا ؕ حَتّٰٓى اِذَا جَآءُوْكَ يُجَادِلُوْنَكَ يَقُوْلُ الَّذِيْنَ

ڏسن ته به انهن تي ايمان نه آڻيندا ، ايستائين جو جڏهن تنهنجي دربار ۾ توسان جهڳڙو ڪندي حاضر ٿين ته ڪافر چوندا آهي ته

كَفَرُوْٓا اِنْ هٰذَآ اِلَّآ اَسَاطِيْرُ الْاَوَّلِيْنَ ﴿٢٥﴾ وَهُمْ يَنْهَوْنَ عَنْهُ وَ

نه آهن مگر اڳين جون آکاڻيون ف۶۰ ۽ اُهي ان کان روڪيندا ف۶۱ ۽ ان کان

يَنْـَٔوْنَ عَنْهُ ۚ وَاِنْ يُّهْلِكُوْنَ اِلَّآ اَنْفُسَهُمْ وَمَا يَشْعُرُوْنَ ﴿٢٦﴾ وَلَوْ

پري ڀڄندا ۽ هلاڪ نٿا ڪن مگر پنهنجي پاڻ کي ف۶۲ ۽ انهن کي سمجهه ڪانهي . ۽ ڪڏهن تون

تَرٰٓى اِذْ وُقِفُوْا عَلَى النَّارِ فَقَالُوْا يٰلَيْتَنَا نُرَدُّ وَلَا نُكَذِّبَ بِاٰيٰتِ

ڏسين جڏهن اهي باه تي بيهاريا ويندا ته چوندا اڪاش ڪنهن طرح اسان کي واپس موڪليو وڃي ف۶۳ ۽ اسان پنهنجي رب جي

رَبِّنَا وَنَكُوْنَ مِنَ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿٢٧﴾ بَلْ بَدَا لَهُمْ مَّا كَانُوْا يُخْفُوْنَ

آيتن کي ڪوڙو نه ڄاڻون ۽ مسلمان ٿي وڃون . بلڪ انهن تي ظاهر ٿي ويو جيڪو پهريائين لڪائيندا هئا ف۶۴



ع ۱۰ / ۸

ف۵۶ ان جو شريڪ بنائي يا جيڪا ڳالهه ان جي شان جي لائق نه هجي ، ان ڏانهن منسوب ڪري.

ف۵۷ يعني ڪجهه معذرت نه ملي.

ف۵۸ جو ساري عمر جي شرڪ کان ڦري ويا.

ف۵۹ ابوسفيان ، وليد ، نضر ۽ ابوجهل وغيره گڏ ٿي محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه واٰله وسلم جن کان قرآن پاڪ جي تلاوت ٻڌڻ لڳا ته نضر کي سندس ساٿين چيو ته محمّد (صلى الله عليه واٰله وسلم) جن ڇا ٿا چون؟ چوڻ لڳو ته مان نه ٿو ڄاڻان ، زبان کي حرڪت ڏين ٿا ۽ اڳين جا قصا چون ٿا جيئن مان توهان کي ٻڌائيندو آهيان. ابوسفيان چيو ته سندن ڳالهيون مون کي سچيون معلوم ٿين ٿيون. ابوجهل چيو ته ان جي اقرار ڪرڻ کان مري وڃڻ بهتر آهي. اُن تي هيءَ آيت نازل ٿي.

ف۶۰ هن مان انهن جو مطلب ڪلام پاڪ جي وحي الاهي هجڻ جو انڪار ڪرڻ آهي. ف۶۱ يعني مشرڪ ، ماڻهن کي قرآن شريف کان يا رسول مقبول صلى الله عليه واٰله وسلم جن کان ۽ مٿن ايمان آڻڻ ۽ سندن تابعداري ڪرڻ کان روڪين ٿا. شان نزول:- هيءَ آيت مڪي جي ڪافرن جي حق ۾ نازل ٿي ، جيڪي ماڻهن کي سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن تي ايمان آڻڻ ۽ سندن مجلس ۾ حاضر ٿيڻ ۽ قرآن ڪريم ٻڌڻ کان روڪيندا هئا ۽ پاڻ به پري رهندا هئا ته ڪٿي ڪلام مبارڪ سندن دل ۾ اثر نه ڪري وڃي. حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته هيءَ آيت محبوب مدني جي چاچي ابو طالب جي حق ۾ نازل ٿي ، جيڪو مُشرڪن کي ته حضور اقدس جن جي ايذاءُ پهچائڻ کان روڪيندو هو پر پاڻ ايمان آڻڻ کان بچندو هو. ف۶۲ يعني ان جو نقصان پاڻ انهن کي پهچي ٿو. ف۶۳ دنيا ۾. ف۶۴ جيئن نه مٿي انهيءَ رڪوع ۾ ذڪر ٿي چڪو ته مُشرڪن کي جڏهن فرمايو ويندو ته توهان جا شريڪ ڪٿي آهن ته اهي پنهنجي ڪفر کي لڪائيندا ۽ الله جو قسم کڻي چوندا ته اسان مشرڪ نه هئاسون. هن آيت ۾ ٻڌايو ويو ته پوءِ جڏهن انهن تي ظاهر ٿي ويندو ، جيڪو اهي لڪائيندا هئا ، يعني سندن ڪفر هن طرح ظاهر ٿيندو ته سندن عضوا سندن ڪفر ۽ شرڪ جون شاهديون ڏيندا ، تڏهن اهي دنيا ۾ وڃڻ جي تمنا ڪندا.

مِنْ قَبْلُ ۚ وَلَوْ رُدُّوْا لَعَادُوْا لِمَا نُهُوْا عَنْهُ وَاِنَّهُمْ لَكٰذِبُوْنَ ﴿٢٨﴾

پرجي اهي واپس موڪليا وڃن ته وري به اهو ئي ڪندا جنهن کان منع ڪيو ويو هو ۽ بيشڪ اهي ضرور ڪوڙا آهن.

وَقَالُوْٓا اِنْ هِيَ اِلَّا حَيَاتُنَا الدُّنْيَا وَمَا نَحْنُ بِمَبْعُوْثِيْنَ ﴿٢٩﴾ وَلَوْ

۽ چوڻ لڳا و٦٥ هي ته نه آهي مگر اسان جي دنيا جي ئي زندگي ۽ اسان کي وري اٿڻو نه آهي. و٦٦ ۽ ڪڏهن تون

تَرٰٓى اِذْ وُقِفُوْا عَلٰى رَبِّهِمْ ۚ قَالَ اَلَيْسَ هٰذَا بِالْحَقِّ ۚ قَالُوْا بَلٰى

ڏسين جڏهن انهن کي سندن رب جي درگاهه ۾ بيهاريو ويندو، فرمائيندو ڇا هي حق نه آهي و٦٧ چوندا ڇو نه اسان کي

وَرَبِّنَا ۚ قَالَ فَذُوْقُوا الْعَذَابَ بِمَا كُنْتُمْ تَكْفُرُوْنَ ﴿٣٠﴾ قَدْ خَسِرَ الَّذِيْنَ

پنهنجي رب جو قسم، فرمائيندو ته هاڻي عذاب چکو پنهنجي ڪفر جو بدلو. بيشڪ گهاٽي ۾ رهيا اهي جن

كَذَّبُوْا بِلِقَآءِ اللّٰهِ ۚ حَتّٰٓى اِذَا جَآءَتْهُمُ السَّاعَةُ بَغْتَةً قَالُوْا يٰحَسْرَتَنَا

پنهنجي رب سان ملڻ جو انڪار ڪيو، تان جو جڏهن قيامت اوچتو اچي وئي، چوڻ لڳا هاءِ افسوس اسان جو

عَلٰى مَا فَرَّطْنَا فِيْهَا ۙ وَهُمْ يَحْمِلُوْنَ اَوْزَارَهُمْ عَلٰى ظُهُوْرِهِمْ ۚ اَلَا سَآءَ

ان تي جو ان جي مڃڻ ۾ اسان کوتاهي ڪئي ۽ اهي پنهنجو بار و٦٨ پنهنجي پٺيءَ تي ڍوئيندا هوندا، ڏسو ڪيڏو

مَا يَزِرُوْنَ ﴿٣١﴾ وَمَا الْحَيٰوةُ الدُّنْيَآ اِلَّا لَعِبٌ وَّلَهْوٌ ۚ وَلَلدَّارُ الْاٰخِرَةُ

خراب بار کڻيو بيٺا آهن و٦٩ ۽ دنيا جي حياتي نه آهي مگر راند روند و٧٠ ۽ بيشڪ آخرت جو گهر

خَيْرٌ لِّلَّذِيْنَ يَتَّقُوْنَ ۚ اَفَلَا تَعْقِلُوْنَ ﴿٣٢﴾ قَدْ نَعْلَمُ اِنَّهٗ لَيَحْزُنُكَ

ڀلو آهي انهن جي واسطي جيڪي ڊڄن و٧١ ته ڇا اوهان کي سمجهه نه آهي. اسان کي معلوم آهي جو توهان کي تڪليف

الَّذِيْ يَقُوْلُوْنَ فَاِنَّهُمْ لَا يُكَذِّبُوْنَكَ وَلٰكِنَّ الظّٰلِمِيْنَ بِاٰيٰتِ اللّٰهِ

ڏئي ٿي اها ڳالهه جيڪا اهي ڪن ٿا و٧٢ پوءِ بيشڪ اهي توکي ڪوڙو نه ٿا چون و٧٣ پر ظالم الله جي آيتن جو

يَجْحَدُوْنَ ﴿٣٣﴾ وَلَقَدْ كُذِّبَتْ رُسُلٌ مِّنْ قَبْلِكَ فَصَبَرُوْا عَلٰى مَا

انڪار ڪن ٿا و٧٤ ۽ توهان کان اڳ ۾ رسولن کي ڪوڙو چيو ويو ته انهن صبر ڪيو انهن جي ڪوڙ چوڻ ۽ تڪليفن

كُذِّبُوْا وَاُوْذُوْا حَتّٰٓى اَتٰىهُمْ نَصْرُنَا ۚ وَلَا مُبَدِّلَ لِكَلِمٰتِ اللّٰهِ ۚ

ڏيڻ تي ايستائين جو انهن وٽ اسان جي مدد آئي و٧٥ ۽ الله جي ڪلمن کي ڦيرائڻ وارو ڪو به ڪونهي و٧٦

وَلَقَدْ جَآءَكَ مِنْ نَّبَاِى الْمُرْسَلِيْنَ ﴿٣٤﴾ وَاِنْ كَانَ كَبُرَ عَلَيْكَ

۽ توهان وٽ رسولن جون خبرون اچي چڪيون آهن. و٧٧ ۽ جيڪڏهن انهن جو منهن موڙڻ توهان کي ڏکيو لڳو

و٦٥ يعني جيڪي ڪافر بعث ۽ آخرت جا انڪاري آهن. تن جو اهو قول هو ته جڏهن نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن ڪافرن کي قيامت جي احوال ۽ آخرت جي زندگي، ايماندارن ۽ فرمانبردارن جي ثواب، ڪافرن ۽ نافرمانن تي عذاب جو ذڪر فرمايو ته ڪافر چوڻ لڳا ته بس زندگي ته دنيا جي ئي آهي. و٦٦ مرڻ کان پوءِ و٦٧ ڇا توهان مرڻ کان پوءِ زنده ڪيا ويا و٦٨ گناهن جا. و٦٩ حديث شريف ۾ آهي ته جڏهن ڪافر پنهنجي قبر مان نڪرندو ته ان جي سامهون نهايت بڇڙي خوف واري ۽ تمام بدبوءِ واري صورت ايندي، سا ڪافر کي چوندي ته تون مون کي سڃاڻين ٿو؟ ڪافر چوندو نه؟ ته پوءِ اها ڪافر کي چوندي ته مان تنهنجو خبيث عمل آهيان، دنيا ۾ تون مون تي سوار رهيو هئين، اڄ مان توتي سوار ٿيندس ۽ توکي سموري مخلوق ۾ خوار ڪندس پوءِ اهو ان تي سوار ٿي وڃي ٿو. و٧٠ جنهن کي بقا نه آهي. جلد گذري وڃي ٿو ۽ نيڪيون ۽ فرمانبرداريون جيتوڻيڪ مؤمن کان دنيا ۾ ٿين ٿيون، پر اهي آخرت جي امورن مان آهن. و٧١ هن مان ثابت ٿيو ته متقين جي عملن کان سواءِ دنيا ۾ جيڪي ڪجهه آهي سو سمورو راند ۽ روند آهي و٧٢ شان نزول: اخنس بن شريق ۽ ابوجهل جي پاڻ ۾ ملاقات ٿي ته اخنس، ابوجهل کي چيو اي ابوالحڪم! (ڪافر ابوجهل کي ابوالحڪم چوندا هئا) هيءَ اڪيلائي جي جاءِ آهي ۽ هتي ڪو اهڙو نه آهي، جيڪو تنهنجي ۽ منهنجي ڳالهه ٻڌي سگهي، هاڻي تون مون کي صحيح صحيح ٻڌاءِ ته محمد (صلى الله عليه وسلم) جن سچا آهن يا نه؟ ابوجهل چيو ته الله جو قسم! محمد (صلى الله عليه وسلم) جن بيشڪ سچا آهن، ڪڏهن به ڪو ڪوڙو حرف سندن زبان تي نه آيو مگر ڳالهه هيءَ آهي ته اهي قصي جو اولاد آهن ۽ لواء، سقايت، حجابت ۽ ندوه وغيره ته سمورا اعزاز کين حاصل آهن، نبوت به انهن ۾ ٿي وڃي ته پوءِ باقي قريشن جي لاءِ ڪهڙو اعزاز رهيو. ترمذي، حضرت علي المرتضيٰ رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت ڪئي ته ابوجهل، حضرت محمد مصطفيٰ صلى الله عليه وسلم جن کي چيو اسان توهانجي تڪذيب نه ٿا ڪريون، اسان ته ان ڪتاب جي تڪذيب ٿا ڪريون، جيڪو توهان آندو آهي. ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي. و٧٣ هن ۾ سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي تسڪين خاطر آهي ته قوم حضور جن جي صدق جو اعتقاد رکي ٿي، پر ان جي ظاهري تڪذيب جو سبب سندن حسد ۽ بغض آهي.



و٧٤ آيت جي هيءَ معنيٰ به ٿئي ٿي ته اي حبيب اڪرم! توهان جي تڪذيب آيات الاهيه جي تڪذيب آهي ۽ تڪذيب ڪرڻ وارا ظالم آهن. و٧٥ ۽ تڪذيب ڪرڻ وارا هلاڪ ڪيا ويا. و٧٦ ان جي حڪم کي ڪو به پلٽي نه ٿو سگهي، رسولن جي مدد ۽ انهن جي تڪذيب ڪرڻ وارن جي هلاڪت ان جنهن وقت مقدر فرمايو آهي، ضرور ٿيندي. و٧٧ ۽ توهان ڄاڻو ٿا ته انهن کي ڪافرن کان ڪيتريون تڪليفون پهتيون، اهو معاملو پيش نظر رکي توهان دل مطمئن رکو. و٧٨ حضور سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي گهڻي خواهش هئي ته سڀ ماڻهو اسلام آڻين، جيڪي اسلام کان محروم رهندا هئا ته انهن جي محرومي مٿان توهان تمام ڳرو رهندي هئي.

اِعْرَاضُهُمْ فَاِنِ اسْتَطَعْتَ اَنْ تَبْتَغِيَ نَفَقًا فِي الْاَرْضِ اَوْ سُلَّمًا فِي

تہ جيڪڏهن توکان ٿي سگهي زمين ۾ ڪا سرنگ تلاش ڪريا آسمان تي چڙهڻ جي واسطي ڏاڪڻ

السَّمَآءِ فَتَاْتِيَهُمْ بِاٰيَةٍ ؕ وَلَوْ شَآءَ اللّٰهُ لَجَمَعَهُمْ عَلَى الْهُدٰى فَلَا

پوءِ انهن جي واسطي نشاني وٺي اچ وٿ ۽ الله گهري ها ته انهن کي هدايت تي گڏ ڪري ها

تَكُوْنَنَّ مِنَ الْجٰهِلِيْنَ ﴿٣٥﴾ اِنَّمَا يَسْتَجِيْبُ الَّذِيْنَ يَسْمَعُوْنَ ؕ

پوءِ اي پڙهندڙ تون هرگز نادان نه ٿي. مڃيندا ته اهي آهن جيڪي ٻڌندا آهن. ف٨٠

وَالْمَوْتٰى يَبْعَثُهُمُ اللّٰهُ ثُمَّ اِلَيْهِ يُرْجَعُوْنَ ﴿٣٦﴾ وَقَالُوْا لَوْلَا نُزِّلَ

۽ انهن مُردن ف٨١ کي الله اٿاريندو ف٨٢ پوءِ ان جي طرف موٽايا ويندا ف٨٣ ۽ چوڻ لڳا ف٨٤ ان تي ڪا نشاني

عَلَيْهِ اٰيَةٌ مِّنْ رَّبِّهٖ ؕ قُلْ اِنَّ اللّٰهَ قَادِرٌ عَلٰٓى اَنْ يُّنَزِّلَ اٰيَةً وَّ

ڇو نه لٿي سندس رب جي طرفان ف٨٥ تون فرماءِ ته الله قادر آهي جو ڪا به نشاني لاهي پر

لٰكِنَّ اَكْثَرَهُمْ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿٣٧﴾ وَمَا مِنْ دَآبَّةٍ فِي الْاَرْضِ وَلَا طٰٓئِرٍ

انهن ۾ گهڻا صفا جاهل آهن. ف٨٦ ۽ نه آهي ڪا به زمين ۾ هلندڙ ۽ نه ڪو پکي

يَّطِيْرُ بِجَنَاحَيْهِ اِلَّآ اُمَمٌ اَمْثَالُكُمْ ؕ مَا فَرَّطْنَا فِي الْكِتٰبِ مِنْ شَيْءٍ

جو پنهنجي پرن سان اڏامي ٿو مگر توهان وانگر امتون ف٨٧ اسان هن ڪتاب ۾ ڪا به گهٽتائي نه ڇڏي آهي ف٨٨

ثُمَّ اِلٰى رَبِّهِمْ يُحْشَرُوْنَ ﴿٣٨﴾ وَالَّذِيْنَ كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا صُمٌّ وَّبُكْمٌ فِي

پوءِ پنهنجي رب جي طرف اٿاريا ويندا. ف٨٩ جن اسان جي آيتن کي ڪوڙو سمجهيو ٻوڙا ۽ گونگا آهن ف٩٠

الظُّلُمٰتِ ؕ مَنْ يَّشَاِ اللّٰهُ يُضْلِلْهُ ؕ وَمَنْ يَّشَاْ يَجْعَلْهُ عَلٰى صِرَاطٍ

اونداهين ۾ ف٩١ الله جنهن کي چاهي گمراه ڪري ۽ جنهن کي وڻي سڌي وات سان لڳائي ڇڏي

مُّسْتَقِيْمٍ ﴿٣٩﴾ قُلْ اَرَءَيْتَكُمْ اِنْ اَتٰىكُمْ عَذَابُ اللّٰهِ اَوْ اَتَتْكُمُ السَّاعَةُ

تون فرماءِ ڀلا ٻڌايو ته جيڪڏهن توهان تي الله جو عذاب اچي يا قيامت قائم ٿئي ف٩٢

اَغَيْرَ اللّٰهِ تَدْعُوْنَ ۚ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿٤٠﴾ بَلْ اِيَّاهُ تَدْعُوْنَ

ته ڇا الله کان سواءِ ڪنهن ٻئي کي پڪاريندؤ ف٩٣ جيڪڏهن توهان سچا آهيو ف٩٤ بلڪ انهيءَ کي ئي پڪاريندؤ

فَيَكْشِفُ مَا تَدْعُوْنَ اِلَيْهِ اِنْ شَآءَ وَتَنْسَوْنَ مَا تُشْرِكُوْنَ ﴿٤١﴾ وَلَقَدْ

پوءِ جيڪڏهن اهو چاهي ف٩٥ جنهن جي واسطي ان کي پڪاريو ٿا ان کي ٽاري ڇڏي ۽ شريڪن کي وساري ڇڏيندؤ. ف٩٦

ع ١١ / ١٠

النصف وقف غفران

وقف منزل عند البعض على يسمعون

ف٧٩ انهن جي ايمان جي طرف کان سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي اُميد منقطع ڪرڻ مقصد آهي ته جيئن ڪين انهن جي اعتراض ڪرڻ ۽ ايمان نه آڻڻ سان رنج ۽ تڪليف نه ٿئي

ف٨٠ دل لڳائي سمجهڻ جي لاءِ اهي ئي نصيحتون حاصل ڪندا آهن ۽ سچي دين جي دعوت قبول ڪندا آهن

ف٨١ يعني ڪافرن.

ف٨٢ قيامت جي ڏينهن.

ف٨٣ ۽ پنهنجن عملن جي جزا حاصل ڪندا.

ف٨٤ مڪي جي ڪافرن.

ف٨٥ ڪافرن جي گمراهي ۽ سرڪشي ايتري حد تائين پهچي ويئي جو انهن گهڻين آيتن ۽ معجزن تي، جيڪي انهن محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن کان مشاهدا ڪيا هئا، قناعت نه ڪئي ۽ سڀني جا انڪاري ٿيا ۽ اهڙي آيت طلب ڪرڻ لڳا جنهن سان الله جو عذاب ٿئي، جيئن انهن چيو هو اَللّٰهُمَّ اِنْ كَانَ هٰذَا هُوَ الْحَقَّ مِنْ عِنْدِكَ فَاَمْطِرْ عَلَيْنَا حِجَارَةً مِّنَ السَّمَآءِ، اي اسان جا الله! جيڪڏهن اهو حق آهي تنهنجي طرف کان ته پوءِ اسان تي آسمان کان پٿر وساءِ (تفسير ابوالسعود).

ف٨٦ نه ٿا ڄاڻن ته ان جو نزول سندن لاءِ مصيبت آهي، جو انڪار ڪرڻ سان ئي هلاڪ ڪيا ويندا.

ف٨٧ يعني سمورا جاندار، تو ڙي اهي چوپايا هجن يا ڦاڙيندڙ جانور يا پکي، توهان وانگر امتون آهن، اها مماثلت سمورن وجهن سان ته نه آهي، ڪن سان آهي. انهن سڀن جي بيان ۾ ڪن مفسرن فرمايو ته اهي حيوان توهان وانگر الله کي سڃاڻن، هڪ ڄاڻن، ان جي تسبيح پڙهن ۽ عبادت ڪن ٿا. ڪن جو قول آهي ته اهي مخلوق هجڻ ۾ توهان وانگر آهن. ڪن چيو ته اهي انسانن وانگر پاڻ ۾ الفت رکن ٿا ۽ هڪ ٻئي کان سکڻ ۽ سمجهڻ جي ڪن ٿا. ڪن جو قول آهي ته روزي طلب ڪرڻ، هلاڪت کان بچڻ، نر ۽ مادي جو امتياز رکڻ ۾ توهان وانگر آهن. ڪن چيو ته پيدا ٿيڻ، مرڻ ۽ مرڻ کان پوءِ حساب جي لاءِ اٿڻ ۾ توهان وانگر آهن

ف٨٨ يعني سمورن عملن ۽ سموري مَا كَانَ وَمَا يَكُوْنُ جو هن ۾ بيان آهي ۽ سمورين شين جو ٻه علم هن ۾ آهي. هن ڪتاب مان يا



قرآن ڪريم مراد آهي يا لوح محفوظ (جمل وغيره). ف٨٩ ۽ سڀني جانورن ۽ پکين جو حساب ٿيندو، ان کان پوءِ اُهي مٽي ڪيا ويندا. ف٩٠ جو حق مڃڻ ۽ حق ڳالهائڻ کين ميسر نه آهي. ف٩١ جهالت، حيرت ۽ ڪفر جي. ف٩٢ اسلام جي توفيق عطا فرمائي. ف٩٣ ۽ جن کي دُنيا ۾ معبود مڃيندا هيو، اُنهن کان حاجت روائي گهرندؤ. ف٩٤ پنهنجي ان دعويٰ ۾ ته معاذالله! بُت معبود آهن ته پوءِ اُن وقت انهن کي سڏيو، مگر ايئن نه ڪندؤ. ف٩٥ پوءِ اُن مصيبت کي. ف٩٦ جنهن کي پنهنجي باطل عقيدي ۾ معبود ڄاڻندا هيؤ ۽ انهن ته انهن واجهائيندؤ ٻه نه ڇو ته توهان کي معلوم آهي ته اُهي توهان جي ڪم نه ٿا اچي سگهن

أَرْسَلْنَا إِلَىٰ أُمَمٍ مِّن قَبْلِكَ فَأَخَذْنَاهُم بِالْبَأْسَاءِ وَالضَّرَّاءِ لَعَلَّهُمْ

۽ بيشڪ اسان توکان اڳين امتن جي طرف رسول موڪليا پوءِ انهن کي سختي ۽ تڪليف سان پڪڙيوسين ف٩٧ جو اهي ڪنهن

يَتَضَرَّعُونَ ﴿٤٢﴾ فَلَوْلَا إِذْ جَاءَهُم بَأْسُنَا تَضَرَّعُوا وَلَٰكِن قَسَتْ

طرح عاجزي ڪن. ف٩٨ پوءِ ڇونه انهن عاجزي ڪئي جڏهن مٿن اسان جو عذاب آيو پر انهن جون دليون سخت ٿي ويون ف٩٩

قُلُوبُهُمْ وَزَيَّنَ لَهُمُ الشَّيْطَانُ مَا كَانُوا يَعْمَلُونَ ﴿٤٣﴾ فَلَمَّا نَسُوا مَا ذُكِّرُوا

۽ شيطان انهن جا ڪم سندن نظر ۾ چڱا ڪري ڏيکاريا. پوءِ جڏهن انهن وساري ڇڏيو جيڪي انهن کي نصيحتون ڪيون ويون

بِهِ فَتَحْنَا عَلَيْهِمْ أَبْوَابَ كُلِّ شَيْءٍ حَتَّىٰ إِذَا فَرِحُوا بِمَا أُوتُوا

ته ف١٠٠ اسان انهن تي هر شيءِ جا دروازا کولي ڇڏيا ف١٠١ ايستائين جو جڏهن خوش ٿيا ان تي جو کين مليو ف١٠٢

أَخَذْنَاهُم بَغْتَةً فَإِذَا هُم مُّبْلِسُونَ ﴿٤٤﴾ فَقُطِعَ دَابِرُ الْقَوْمِ الَّذِينَ

ته اسان اوچتو کين پڪڙيو ف١٠٣ تڏهن اهي نا اميد رهجي ويا. پوءِ ظالمن جي پاڙ پٽجي وئي

ظَلَمُوا ۚ وَالْحَمْدُ لِلَّهِ رَبِّ الْعَالَمِينَ ﴿٤٥﴾ قُلْ أَرَأَيْتُمْ إِنْ أَخَذَ اللَّهُ

ف١٠٤ ۽ سموريون خوبيون الله جي واسطي جو سمورن جهانن جو رب آهي ف١٠٥ تون فرماءِ ڀلا ٻڌايو ته جيڪڏهن الله

سَمْعَكُمْ وَأَبْصَارَكُمْ وَخَتَمَ عَلَىٰ قُلُوبِكُم مَّنْ إِلَٰهٌ غَيْرُ اللَّهِ

توهان جا ڪن ۽ اکيون ڦري وٺي ۽ توهان جي دلين تي مهر هڻي ڇڏي ف١٠٦ ته الله کان سواءِ ڪهڙو خدا آهي جو

يَأْتِيكُم بِهِ ۗ انظُرْ كَيْفَ نُصَرِّفُ الْآيَاتِ ثُمَّ هُمْ يَصْدِفُونَ ﴿٤٦﴾

توهان کي اهي شيون آڻي ڏي ف١٠٧ ڏس ته اسان ڪهڙي ڪهڙي نموني آيتون بيان ڪريون ٿا، پوءِ اهي منهن ڦيرائي ٿا وڃن.

قُلْ أَرَأَيْتَكُمْ إِنْ أَتَاكُمْ عَذَابُ اللَّهِ بَغْتَةً أَوْ جَهْرَةً هَلْ

تون فرمايو ڀلا ٻڌايو ته جيڪڏهن توهان تي الله جو قهر اچي وڃي اوچتو ف١٠٨ يا کليو کلايو ف١٠٩ ته ڪير تباهه

يُهْلَكُ إِلَّا الْقَوْمُ الظَّالِمُونَ ﴿٤٧﴾ وَمَا نُرْسِلُ الْمُرْسَلِينَ إِلَّا

ٿيندو سواءِ ظالمن جي. ف١١٠ ۽ اسان رسول نه ٿا موڪليون مگر خوشخبري

مُبَشِّرِينَ وَمُنذِرِينَ ۖ فَمَنْ آمَنَ وَأَصْلَحَ فَلَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ

ڏيندڙ ۽ ڊيڄاريندڙ ڪري ف١١١ پوءِ جن ايمان آندو ۽ سڌريا ف١١٢ انهن کي نه ته ڪو خوف آهي

وَلَا هُمْ يَحْزَنُونَ ﴿٤٨﴾ وَالَّذِينَ كَذَّبُوا بِآيَاتِنَا يَمَسُّهُمُ الْعَذَابُ

نه ڪو غم ۽ جن اسان جي آيتن کي ڪوڙو ڇيو، انهن کي عذاب پهچندو

ف٩٧ فقيري ۽ بک ۽ بيماري وغيره ۾ مبتلا ڪيوسين.

ف٩٨ الله جي طرف رجوع ڪن، پنهنجن گناهن کان باز اچن.

ف٩٩ اُهي الله جي بارگاهه ۾ عاجزي ڪرڻ جي بجاءِ ڪفر ۽ تڪذيب تي اصرار ڪري رهيا.

ف١٠٠ ۽ اهي ڪنهن به طرح نصيحت قبول ڪندڙ نه ٿيا، نه پيش آيل مصيبتن سان، نه نبين سڳورن جي نصيحتن سان.

ف١٠١ صحت، سلامتي، رزق جي ڪشادگي ۽ عيش وغيره جا.

ف١٠٢ ۽ پنهنجو پاڻ کي ان جو حقدار سمجهيائون ۽ قارون وانگر تڪبر ڪرڻ لڳا.

ف١٠٣ ۽ عذاب ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو.

ف١٠٤ ۽ سمورائي هلاڪ ڪيا ويا، باقي ڪو به نه ڇڏيو ويو.

ف١٠٥ هن مان معلوم ٿيو ته گمراهن، بي دينن ۽ ظالمن جي هلاڪت الله تعالىٰ جي نعمت آهي، ان تي شڪر ڪرڻ گهرجي.

ف١٠٦ علم ۽ معرفت جو سمورو نظام تباهه ٿي وڃي.

ف١٠٧ هن جو جواب اهو ئي آهي ته ڪوئي نه آهي، پوءِ هاڻي توحيد تي مضبوط دليل قائم ٿي ويو ته جڏهن الله کان سواءِ ڪو ايتري طاقت ۽ اختيار وارو نه آهي ته پوءِ عبادت جو لائق صرف اهو ئي آهي ۽ شرڪ بدترين ظلم ۽ جُرم آهي.

ف١٠٨ جنهن جا آثار ۽ نشان اڳي معلوم نه هجن.

ف١٠٩ اکين ڏسندي.

ف١١٠ يعني ڪافرن کان سواءِ، ڇو ته انهن پنهنجي جانين تي ظلم ڪيو ۽ اها هلاڪت سندن حق ۾ عذاب آهي. ف١١١ ايمان وارن کي جنت ۽ ثواب جون خوشخبريون ٻڌائيندڙ ۽ ڪافرن کي جهنم ۽ عذاب کان ڊيڄاريندڙ.

ف١١٢ نيڪ عمل ڪري.

بِمَا كَانُوْا يَفْسُقُوْنَ ﴿٤٩﴾ قُلْ لَّآ اَقُوْلُ لَكُمْ عِنْدِيْ خَزَآئِنُ اللّٰهِ

انهن جي نا فرماني جي سبب، تون فرماءِ ته مان توهان کي نه ٿو چوان ته مون وٽ الله جا خزانا آهن

وَلَآ اَعْلَمُ الْغَيْبَ وَلَآ اَقُوْلُ لَكُمْ اِنِّيْ مَلَكٌ ۚ اِنْ اَتَّبِعُ اِلَّا مَا يُوْحٰٓى

۽ نه ٿو چوان ته مان پاڻ مرادو غيب ڄاڻان ٿو ۽ نه توهان کي چوان ٿو ته مان ملائڪ آهيان ١١٣ آئون ته انهيءَ جو تابع آهيان جيڪي مون ڏانهن وحي

اِلَيَّ ۗ قُلْ هَلْ يَسْتَوِى الْاَعْمٰى وَالْبَصِيْرُ ۗ اَفَلَا تَتَفَكَّرُوْنَ ﴿٥٠﴾

ايندو آهي ١١٤ تون فرماءِ ڇا برابر ٿي ويندا انڌو ۽ اکين وارو ١١٥ ته پوءِ ڇا توهان غور نه ٿا ڪريو. ۽ هن قرآن

وَاَنْذِرْ بِهِ الَّذِيْنَ يَخَافُوْنَ اَنْ يُّحْشَرُوْٓا اِلٰى رَبِّهِمْ لَيْسَ لَهُمْ

سان انهن کي ڊيڄار جن کي خوف هجي ته پنهنجي رب ڏانهن هن طرح اٿاريا وڃن جو الله کان سواءِ نه انهن جو ڪو حمايتي هجي ۽ نه

مِّنْ دُوْنِهٖ وَلِيٌّ وَّلَا شَفِيْعٌ لَّعَلَّهُمْ يَتَّقُوْنَ ﴿٥١﴾ وَلَا تَطْرُدِ الَّذِيْنَ

ڪوئي سفارشي هن اميد تي ته مان اهي پرهيزگار ٿي وڃن ۽ انهن کي پري نه ڪر جيڪي پنهنجي رب

يَدْعُوْنَ رَبَّهُمْ بِالْغَدٰوةِ وَالْعَشِيِّ يُرِيْدُوْنَ وَجْهَهٗ ۗ مَا عَلَيْكَ مِنْ

کي پڪاريندا آهن صبح ۽ شام رسندس رضا طلب ڪندي ١١٦ تو تي انهن جي حساب

حِسَابِهِمْ مِّنْ شَيْءٍ وَّمَا مِنْ حِسَابِكَ عَلَيْهِمْ مِّنْ شَيْءٍ فَتَطْرُدَهُمْ

مان ڪجھ نه آهي ۽ انهن تي تنهنجي حساب مان ڪجھ نه آهي ١١٧ پوءِ تون انهن کي پري

فَتَكُوْنَ مِنَ الظّٰلِمِيْنَ ﴿٥٢﴾ وَكَذٰلِكَ فَتَنَّا بَعْضَهُمْ بِبَعْضٍ لِّيَقُوْلُوْٓا

ڪرين ته اهو ڪم انصاف کان پري آهي. ۽ اهڙي طرح اسان انهن مان هڪ کي ٻي جي واسطي

اَهٰٓؤُلَآءِ مَنَّ اللّٰهُ عَلَيْهِمْ مِّنْ بَيْنِنَا ۗ اَلَيْسَ اللّٰهُ بِاَعْلَمَ

امتحان بنايو ته مالدار ڪافر محتاج مسلمانن کي ڏسي ١١٨ چون ڇا اهي آهن جن تي الله احسان ڪيو اسان مان ١١٩ ڇا الله بهتر

بِالشّٰكِرِيْنَ ﴿٥٣﴾ وَاِذَا جَآءَكَ الَّذِيْنَ يُؤْمِنُوْنَ بِاٰيٰتِنَا فَقُلْ سَلٰمٌ

نه ٿو ڄاڻي شڪرگذارن کي. ۽ جڏهن توهان جي حضور اهي حاضر ٿين جيڪي اسان جي آيتن تي ايمان رکن ٿا توهان انهن کي فرمايو توهان

عَلَيْكُمْ كَتَبَ رَبُّكُمْ عَلٰى نَفْسِهِ الرَّحْمَةَ ۙ اَنَّهٗ مَنْ عَمِلَ مِنْكُمْ سُوْٓءًۢا

تي سلامتي توهان جي رب پنهنجي ڪرم جي ذمي تي رحمت لازم ڪئي آهي ١٢٠ جو توهان مان جيڪو ناداني ۾ ڪا برائي ڪري

بِجَهَالَةٍ ثُمَّ تَابَ مِنْ بَعْدِهٖ وَاَصْلَحَ فَاَنَّهٗ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿٥٤﴾

ويهي ان کان پوءِ توبھ ڪري ۽ سڌري وڃي پوءِ بيشڪ الله بخشڻهار مهربان آهي

منزل ٢

ف١١٣ ڪافرن جو طريقو هوته اهي محبوب سيدعالم صلى الله عليه وسلم جن کان قسمين قسمين سوال ڪندا هئا. ڪڏهن چوندا هئا ته جيڪڏهن توهان رسول آهيو ته پوءِ اسان کي گهڻي دولت ۽ مال ڏيو ته جيئن اسان ڪڏهن به محتاج نه ٿيون ۽ اسان جي لاءِ ٻهاڙن کي سون ڪريو. ڪڏهن چوندا هئا ته گذريل ۽ ايندڙ وقت جون خبرون ٻڌايو ۽ اسان کي پنهنجي مستقبل جي خبر ڏيو ته ڇا ڇا پيش ايندو ته جيئن اسان نفعو حاصل ڪري وٺون ۽ نقصان کان بچڻ جا پهريائين انتظام ڪري وٺون. ڪڏهن چوندا هئا ته اسان کي قيامت جو وقت ٻڌايو ته ڪڏهن ايندي؟ ڪڏهن چوندا هئا ته توهان ڪيئن رسول آهيو، جو کائو پيئو به ٿا، نڪاح به ڪريو ٿا. ڪافرن جي انهن سڀني ڳالهين جو هن آيت ۾ جواب ڏنو ويو آهي ته اهو ڪلام اجايو ۽ جهالت آهي، ڇوته جيڪو شخص ڪنهن امر جو دعويدار هجي، ان کان اهي ئي ڳالهيون معلوم ڪري سگهجن ٿيون، جيڪي ان جي دعوىٰ سان تعلق رکنديون هجن. غير متعلق ڳالهين جو معلوم ڪرڻ ۽ انهن کي ان دعوىٰ جي خلاف حجت بنائڻ انتها درجي جي جهالت آهي، ان ڪري ارشاد ٿيو ته توهان فرمايو ته منهنجي دعوىٰ اها ته نه آهي ته مون وٽ الله جا خزانا آهن جو توهان مون کان مال ۽ دولت جو سوال ڪريو ۽ مان ان جي طرف نه واجهايان ته پوءِ توهان رسالت جا انڪاري ٿي وڃو، نه منهنجي دعوىٰ ذاتي غيب ڄاڻڻ جي آهي ته جيڪڏهن مان توهان کي گذريل يا ايندڙ وقت جون خبرون نه ٻڌايان ته پوءِ منهنجي نبوت مڃڻ ۾ عذر ڪري سگهو، نه مان ملائڪ هجڻ جي دعوىٰ ڪئي آهي جو کائڻ پيئڻ ۽ نڪاح ڪرڻ اعتراض جي قابل هجي، پوءِ مان جن شين جي دعوىٰ نه ڪئي آهي تن بابت سوال اجايو آهي ۽ ان جو جواب مون تي لازم نه آهي. منهنجي دعوىٰ نبوت ۽ رسالت جي آهي ۽ جڏهن ان تي زبردست دليل ۽ مضبوط ثبوت قائم ٿي چڪا آهن ته پوءِ غير متعلق ڳالهيون پيش ڪرڻ ڪهڙي معنىٰ رکي ٿو. فائدو:- هن مان صاف واضح ٿي ويو ته هن آيت کي محبوب سردار عالم صلى الله عليه وسلم جن جي غيب تي مطلع ڪرڻ جي انڪار جي لاءِ سند بنائڻ ايئن اجايو آهي جيئن ڪافرن جو انهن سوالن کي نبوت جي انڪار جو دستاويز بنائڻ اجايو هو. ان کان سواءِ هن آيت مان حضور سيدعالم صلى الله عليه وسلم جن جي عطائي علم جو انڪار ڪهڙيءَ طرح به مراد نه ٿو ٿي سگهي، ڇوته هن صورت ۾ آيتن جي وچ ۾ تعارض جو قائل ٿيڻو پوندو ۽ اهو باطل آهي. مفسرن جو هيءُ به قول آهي ته محبوب ڪريم سائينءَ جو لَآ اَقُوْلُ لَكُمْ الْاٰيَة فرمائڻ تواضع جي طريقي سان آهي (خازن. مدارڪ ۽ جمل وغيره). ف١١٤ ۽ اهو ئي نبيءَ جو ڪم آهي، پوءِ مان توهان کي اهو ڏيندس، جنهن جو مون کي حڪم ٿيندو ۽ اهو ئي ٻڌائيندس، جنهن جي اجازت هوندي. اهو ئي ڪندس جنهن جو مون کي حڪم مليو آهي. ف١١٥ مؤمن ۽ ڪافر، عالم ۽ جاهل. ف١١٦ شانِ نزول ڪافرن جي هڪ جماعت ٻنهي جهانن جي سردار صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ آئي، انهن ڏٺو ته محبوب سائينءَ جي چوگرد غريب صحابن جي هڪ جماعت حاضر آهي، جيڪي گهٽ درجي جو لباس پهريو ويٺا آهن. اهو ڏسي اهي چوڻ لڳا ته اسان کي انهن ماڻهن سان گڏ ويهڻ ۾ شرم اچي ٿو. جيڪڏهن توهان انهن کي پنهنجي مجلس مان ڪڍي ڇڏيو ته پوءِ اسان توهان تي ايمان آڻيون ۽ توهان جي خدمت ۾ رهون. حضور جن ان کي منظور نه فرمايو، ان تي هيءَ آيت نازل ٿي. ف١١٧ سڀني جو حساب الله تي آهي، اهو ئي سموري مخلوق کي روزي ڏيڻ وارو آهي، ان کان سواءِ ڪنهن جي ذمي ڪنهن جو حساب نه آهي. حاصل مقصد هيءُ آهي ته اهي ضعيف فقير (جن جو مٿي ذڪر ٿيو) توهان جي دربار ۾ قرب حاصل ڪرڻ جا حقدار آهن، انهن کي پري ڪرڻ نٿو ٺهي. ف١١٨ حسد جي طريقي سان. ف١١٩ جو انهن کي ايمان ۽ هدايت نصيب ڪيائين ان جي باوجود، جو اهي ماڻهو فقير، غريب آهن ۽ اسان رئيس، سردار آهيون. ان مان انهن جو مطلب الله تعالىٰ تي اعتراض ڪرڻ آهي ته غريب، اميرن تي اڳرائي جو حق نه ٿا رکن پوءِ جيڪڏهن حق هجي ها ته اهي غريب اسان تي اڳرا نه هجن ها. ف١٢٠ ۽ پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان واعدو فرمايو آهي. ف١٢١ ته جيئن حق ظاهر ٿئي ۽ ان تي عمل ڪيو وڃي. ف١٢٢ ته جيئن ان کان پاسو ڪيو وڃي.

وَكَذٰلِكَ نُفَصِّلُ الْاٰيٰتِ وَلِتَسْتَبِيْنَ سَبِيْلُ الْمُجْرِمِيْنَ ﴿٥٥﴾

۽ اهڙيءَ طرح اسان آيتون تفصيل وار بيان فرمائيندا آهيون ف١٢١ ۽ هن ڪري جو مجرمن جو رستو ظاهر ٿي وڃي. ف١٢٢

قُلْ اِنِّيْ نُهِيْتُ اَنْ اَعْبُدَ الَّذِيْنَ تَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ ؕ قُلْ

توهان فرمايو مون کي منع ڪيو ويو آهي جو مان انهن کي پوڄيان جن جي توهان پوڄا ڪندا آهيو الله کان سواءِ ف١٢٣ توهان فرمايو

لَّآ اَتَّبِعُ اَهْوَآءَكُمْ ۙ قَدْ ضَلَلْتُ اِذًا وَّمَآ اَنَا مِنَ الْمُهْتَدِيْنَ ﴿٥٦﴾

ته مان توهان جي خواهشن جي پٺيان نه ٿو هلان ف١٢٤ ايئن هجي ته مان ڀٽڪي وڃان ۽ راهه تي نه رهان.

قُلْ اِنِّيْ عَلٰى بَيِّنَةٍ مِّنْ رَّبِّيْ وَكَذَّبْتُمْ بِهٖ ؕ مَا عِنْدِيْ مَا

توهان فرمايو ته مان پنهنجي رب جي طرف کان روشن دليل تي آهيان ف١٢٥ ۽ توهان ان کي ڪوڙو ٿا ڄاڻيو مون وٽ نه آهي

تَسْتَعْجِلُوْنَ بِهٖ ؕ اِنِ الْحُكْمُ اِلَّا لِلّٰهِ ؕ يَقُصُّ الْحَقَّ وَهُوَ خَيْرُ

جنهن جي توهان تڪڙ مچائي آهي ف١٢٦ حڪم ته الله جو ئي آهي، اهو حق فرمائيندو آهي ۽ اهو ئي سڀني کان

الْفٰصِلِيْنَ ﴿٥٧﴾ قُلْ لَّوْ اَنَّ عِنْدِيْ مَا تَسْتَعْجِلُوْنَ بِهٖ لَقُضِيَ الْاَمْرُ

بهتر فيصلو ڪندڙ آهي. توهان فرمايو جيڪڏهن مون وٽ هجي ها اها شيءِ جنهن جي توهان جلدي ڪري رهيا آهيو ف١٢٧ ته معاملو

بَيْنِيْ وَبَيْنَكُمْ ؕ وَاللّٰهُ اَعْلَمُ بِالظّٰلِمِيْنَ ﴿٥٨﴾ وَعِنْدَهٗ مَفَاتِحُ الْغَيْبِ

پورو ٿي چڪو هجي ها ف١٢٨ مون ۽ توهان ۾ ۽ الله خوب ڄاڻي ٿو ظالمن کي. ۽ انهيءَ وٽ آهن غيب جون ڪنجيون

لَا يَعْلَمُهَآ اِلَّا هُوَ ؕ وَيَعْلَمُ مَا فِى الْبَرِّ وَالْبَحْرِ ؕ وَمَا تَسْقُطُ مِنْ وَّرَقَةٍ اِلَّا

اهو ئي انهن کي ڄاڻي ٿو ۽ ڄاڻي ٿو ف١٢٩ جيڪي درياءَ ۽ خشڪي ۾ آهي ۽ جيڪو پن ڪري ٿو اهو ان کي

يَعْلَمُهَا وَلَا حَبَّةٍ فِيْ ظُلُمٰتِ الْاَرْضِ وَلَا رَطْبٍ وَّلَا يَابِسٍ اِلَّا فِيْ

ڄاڻي ٿو ۽ ڪو داڻو ڪونهي زمين جي اونداهين ۾ ۽ نه ڪا آلي ۽ سڪي شيءِ جو هڪ روشن

كِتٰبٍ مُّبِيْنٍ ﴿٥٩﴾ وَهُوَ الَّذِيْ يَتَوَفّٰىكُمْ بِالَّيْلِ وَيَعْلَمُ مَا جَرَحْتُمْ

ڪتاب ۾ لکيل نه هجي. ف١٣٠ اهو ئي آهي جيڪو رات جو توهان جا روح قبض ڪندو آهي ف١٣١ ۽ ڄاڻي ٿو جيڪو

بِالنَّهَارِ ثُمَّ يَبْعَثُكُمْ فِيْهِ لِيُقْضٰٓى اَجَلٌ مُّسَمًّى ۚ ثُمَّ اِلَيْهِ مَرْجِعُكُمْ

ڏينهن جو ڪمايو پوءِ توهان کي ڏينهن ۾ اٿاري ٿو ته جيئن مقرر ميعاد پوري ٿئي ف١٣٢ پوءِ انهيءَ جي طرف ڦرڻ آهي ف١٣٣

ثُمَّ يُنَبِّئُكُمْ بِمَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ﴿٦٠﴾ وَهُوَ الْقَاهِرُ فَوْقَ عِبَادِهٖ وَ

پوءِ اهو ٻڌائي ڇڏيندو جو ڪجهه توهان ڪندا هئا. ۽ اهو غالب آهي پنهنجي ٻانهن تي ۽ توهان

ف١٢٣ ڇو ته اهو عقل ۽ نقل ٻنهي جي خلاف آهي.

ع ٦ ٥ ١٢

ف١٢٤ يعني توهان جو طريقو نفس ۽ خواهش جي تابعداري ٿيو آهي، نه دليل جي تابعداري، ان ڪري اختيار ڪرڻ جي قابل نه آهي.

ف١٢٥ ۽ مون کي ان جي معرفت حاصل آهي. مان ڄاڻان ٿو ته ان کان سواءِ ڪو به عبادت جي لائق نه آهي. روشن دليل، قرآن شريف، معجزن ۽ توحيد جي چٽن ثبوتن سڀني تي مشتمل آهي.

ف١٢٦ ڪافر ٺٺوليءَ طور محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن کي چوندا هئا ته اسان تي جلدي عذاب نازل ڪرايو. هن آيت ۾ انهن کي جواب ڏنو ويو ۽ ظاهر ڪيو ويو ته حضور جن کان اهو سوال ڪرڻ اجايو آهي.

ف١٢٧ يعني عذاب.

ف١٢٨ مان توهان کي هڪ گهڙي مهلت نه ڏيان ها ۽ توهان کي رب جو مخالف ڏسي جلدي هلاڪ ڪري ڇڏيان ها، پر الله بردبار آهي، سزا ۾ جلدي نه ٿو فرمائي.

ف١٢٩ پوءِ جنهن کي اهو گهري، اهو ئي غيب تي واقف ٿي سگهي ٿو. ان جي ٻڌائڻ کان سواءِ ڪو به غيب ڄاڻي نه ٿو سگهي (واحدي)

ف١٣٠ ڪتاب مبين مان مراد لوح محفوظ آهي. الله تعالىٰ مَاكَانَ وَمَايَكُوْنُ جا علم ان ۾ مڪتوب فرمايا آهن.

ع ٧ ٥ ١٣

ف١٣١ پوءِ توهان تي ننڊ غالب ٿئي ٿي ۽ توهان جا تصرفات پنهنجي حال تي باقي نه ٿا رهن.



ف١٣٢ ۽ عمر پنهنجي انتها کي پهچي.

ف١٣٣ آخرت ۾ هن آيت ۾ مرڻ کان پوءِ زنده ٿيڻ تي دليل ذڪر فرمايو ويو. جهڙيءَ طرح روز مره ستهڻ جي وقت هڪ قسم جو موت توهان تي وارد ڪيو ٿو، جنهن سان توهان جا حواس معطل ٿي وڃن ٿا ۽ گهمڻ، ڦرڻ، پڪڙڻ ۽ سڄاڳيءَ جا ڪم سڀ معطل ٿين ٿا. ان کان پوءِ وري سڄاڳيءَ جي وقت الله تعالىٰ سمورن طاقتن کي سندن تصرفات عطا فرمائي ٿو. هيءَ هڪ کليل چٽو دليل آهي ته اهو موت کان پوءِ زندگيءَ جي تصرفات عطا ڪرڻ تي اهڙيءَ طرح ئي قادر آهي.

يُرۡسِلُ عَلَيۡكُمۡ حَفَظَةً ؕ حَتّٰۤى اِذَا جَآءَ اَحَدَكُمُ الۡمَوۡتُ تَوَفَّتۡهُ

تي نگهبان موڪلي ٿو ف١٣٤ ايستائين جڏهن توهان مان ڪنهن تي موت اچي ٿو ته اسان جا ملائڪ ان جو روح قبض ڪندا

رُسُلُنَا وَهُمۡ لَا يُفَرِّطُوۡنَ ﴿۶۱﴾ ثُمَّ رُدُّوۡۤا اِلَى اللّٰهِ مَوۡلٰٮهُمُ الۡحَـقِّ ؕ

آهن ف١٣٥ ۽ اهي گهٽتائي نه ڪندا آهن. ف١٣٦ پوءِ موٽايا ويندا آهن پنهنجي سچي مولى الله جي طرف. ٻڌو ته

اَلَا لَـهُ الۡحُكۡمُ وَهُوَ اَسۡرَعُ الۡحٰسِبِيۡنَ ﴿۶۲﴾ قُلۡ مَنۡ يُّنَجِّيۡكُمۡ مِّنۡ

حڪم انهيءَ جو آهي ف١٣٧ ۽ اهو ئي سڀني کان جلدي حساب ڪرڻ وارو آهي. ف١٣٨ توهان فرمايو اهو ڪير آهي جو توهان کي نجات ڏيندو آهي

ظُلُمٰتِ الۡبَـرِّ وَالۡبَحۡرِ تَدۡعُوۡنَهٗ تَضَرُّعًا وَّخُفۡيَةً ۚ لَـئِنۡ اَنۡجٰٮنَا مِنۡ

ميداني ۽ بحري آفتن کان جنهن کي توهان پڪاريندا آهيو عاجزي سان ۽ آهستي ته جيڪڏهن اهو اسان کي ڇوٽڪارو ڏئي ته اسان

هٰذِهٖ لَنَكُوۡنَنَّ مِنَ الشّٰكِرِيۡنَ‏ ﴿۶۳﴾ قُلِ اللّٰهُ يُنَجِّيۡكُمۡ مِّنۡهَا وَمِنۡ

ضرور شڪرگذار رهنداسين. ف١٣٩ توهان فرمايو الله توهان کي ڇوٽڪارو ڏي ٿو ان کان ۽ هر ٻي

كُلِّ كَرۡبٍ ثُمَّ اَنۡتُمۡ تُشۡرِكُوۡنَ‏ ﴿۶۴﴾ قُلۡ هُوَ الۡقَادِرُ عَلٰٓى اَنۡ يَّبۡعَثَ

تڪليف کان پوءِ وري توهان شريڪ ٺاهيو ٿا. ف١٤٠ توهان فرمايو اهو قادر آهي جو توهان تي عذاب

عَلَيۡكُمۡ عَذَابًا مِّنۡ فَوۡقِكُمۡ اَوۡ مِنۡ تَحۡتِ اَرۡجُلِكُمۡ اَوۡ يَلۡبِسَكُمۡ

موڪلي توهان جي مٿي کان يا توهان جي پيرن جي هيٺان يا توهان کي وڙهائي مختلف ٽوليون ڪري

شِيَـعًا وَّيُذِيۡقَ بَعۡضَكُمۡ بَاۡسَ بَعۡضٍ ؕ اُنۡظُرۡ كَيۡفَ نُصَرِّفُ

۽ هڪ کي ٻئي کان سختي چکائي ڏسو اسان ڪهڙي طرح نمونيءَ نمونيءَ

الۡاٰيٰتِ لَعَلَّهُمۡ يَفۡقَهُوۡنَ‏ ﴿۶۵﴾ وَكَذَّبَ بِهٖ قَوۡمُكَ وَهُوَ الۡحَـقُّ ؕ قُلْ

سان آيتون بيان فرمايون ٿا ته من اهي سمجهن ف١٤١ ۽ ان کي ف١٤٢ ڪوڙ چيو تنهنجي قوم ۽ اهو ئي حق آهي، توهان فرمايو

لَّسۡتُ عَلَيۡكُمۡ بِوَكِيۡلٍ ؕ‏ ﴿۶۶﴾ لِكُلِّ نَبَاٍ مُّسۡتَقَرٌّ وَّسَوۡفَ تَعۡلَمُوۡنَ‏ ﴿۶۷﴾

مان توهان تي ڪو وڪيل نه آهيان. ف١٤٣ هر شيءِ جو هڪ مقرر وقت آهي ف١٤٤ عنقريب اوهان کي خبر پوندي.

وَاِذَا رَاَيۡتَ الَّذِيۡنَ يَخُوۡضُوۡنَ فِىۡۤ اٰيٰتِنَا فَاَعۡرِضۡ عَنۡهُمۡ حَتّٰى

۽ اي ٻڌندڙ جڏهن تون انهن کي ڏسين ته اسان جي آيتن ۾ بحث ڪن ٿا ف١٤٥ ته تون انهن کان منهن مٽ ف١٤٦

يَخُوۡضُوۡا فِىۡ حَدِيۡثٍ غَيۡرِهٖ ؕ وَاِمَّا يُنۡسِيَنَّكَ الشَّيۡطٰنُ فَلَا تَقۡعُدۡ

جيستائين جو ڪنهن ٻي ڳالهه ۾ پون ۽ جيڪڏهن ڪٿي توکي شيطان وساري ڇڏي ته ياد اچڻ تي

منزل ٢

ف١٣٤ ملائڪ جن کي ڪرامًا ڪاتبين چون ٿا، اهي بني آدم جون نيڪيون ۽ برايون لکن ٿا. هر هڪ ماڻهوءَ سان ٻه ملائڪ آهن. هڪ ساڄي ۽ ٻيو کاٻي. ساڄي پاسي وارو ملائڪ نيڪيون لکي ٿو ۽ کاٻي پاسي وارو برايون. پوءِ انهن کي گهرجي ته هوشيار رهن ۽ برائين ۽ گناهن کان بچن ڇوته هر هڪ عمل لکيو وڃي ٿو ۽ قيامت جي ڏينهن اهو اعمال نامو سموري مخلوق جي سامهون پڙهيو ويندو ته پوءِ گناهه ڪيتري خواريءَ جو سبب ٿيندا؟!! الله پناهه ڏئي.

ف١٣٥ انهن ملائڪن مان مراد يا ته صرف اڪيلو ملڪ الموت آهي، ان صورت ۾ جمع جو صيغو ادب يعني تعظيم جي لاءِ آهي يا ملڪ الموت انهن ملائڪن سان گڏ مراد آهي، جيڪي ان جا مددگار آهن. جڏهن ڪنهن جي موت جو وقت ايندو آهي ته ملڪ الموت الله جي حڪم سان پنهنجي مددگارن کي ان جي روح قبض ڪرڻ جو حڪم ڏيندو آهي، جڏهن روح نڙيءَ تائين پهچندو آهي ته پوءِ پاڻ قبض فرمائيندو آهي (خازن). ف١٣٦ ۽ حڪم جي تعميل ڪرڻ ۾ انهن کان ڪوتاهي واقع نه ٿي ٿئي ۽ انهن جي عمل ۾ سستي ۽ تاخير واقع نه ٿي ٿئي. پنهنجا فرض صحيح وقت تي ادا ڪن ٿا. ف١٣٧ ۽ ان ڏينهن ان کان سواءِ ڪو به حڪم ڪرڻ وارو نه آهي. ف١٣٨ ڇوته ان کي سوچڻ جاچڻ ۽ ڳڻڻ جي ضرورت نه آهي، جنهن ۾ دير ٿئي. ف١٣٩ هن آيت ۾ ڪافرن کي تنبيه ڪئي وئي آهي ته جڏهن اهي خشڪي ۽ پاڻيءَ جي سفر ۾ مصيبتن ۾ مبتلا ٿي پريشان ٿيندا آهن ۽ اهڙيون سختيون ۽ مصيبتون پيش اينديون آهن جن سان دليون ڏڪي وينديون آهن ۽ خطرا دلين کي پريشان ۽ بي چين ڪري ڇڏيندا آهن ته ان وقت بت پرست بتن کي وساري ڇڏي ٿو ۽ الله تعالى کان ئي دعا گهري ٿو، انهيءَ جي ئي حضور ۾ عاجزي ۽ زاري ڪري ٿو ۽ چوي ٿو ته جيڪڏهن تون ان مصيبت کان ڇوٽڪارو ڏيندين ته پوءِ مان شڪرگذار ٿيندس ۽ تنهنجي نعمت جو حق بجا آڻيندس. ف١٤٠ ۽ شڪرگذاريءَ جي بجاءِ اهڙي وڏي ناشڪري ڪريو ٿا، انهيءَ جاڻ هوندي به ته نڪما آهن، ڪنهن ڪم جا نه آهن، پوءِ به ڪين الله جو شريڪ ڪريو ٿا، ڪيتري نه وڏي گمراهي آهي. ف١٤١ مفسرن جو هن ۾ اختلاف آهي ته هن آيت مان ڪهڙا ماڻهو مراد آهن؟ هڪ جماعت چيو ته هن مان امتِ محمديه مراد آهي ۽ آيت انهن جي حق ۾ نازل ٿي. بخاري جي حديث ۾ آهي ته جڏهن هي نازل ٿيو ته اهو قادر آهي توهان تي عذاب موڪلي توهان جي مٿان، ته پوءِ محبوب سيد عالم صلى الله تعالى عليه واله وسلم فرمايو ته تنهنجي ئي پناهه گهران ٿو ۽ جڏهن هي نازل ٿيو ته يا توهان جي پيرن جي هيٺان ته پوءِ فرمايائون مان تنهنجي ئي پناهه گهران ٿو ۽ جڏهن هي نازل ٿيو يا توهان کي ڇڙوڇڙ ڪري ۽ هڪ کي ٻئي جي سختي چکائي ته پوءِ فرمايائون اهو آسان آهي. مسلم جي حديث ۾ آهي ته هڪ ڏينهن محبوب ڪريم صلى الله عليه وسلم جن بني معاويه مسجد ۾ ٻه رڪعتون نماز ادا فرمائي ۽ ان کان پوءِ ڊگهي دعا گهري، پوءِ صحابه ڪرام جي طرف متوجه ٿي فرمايائون، مان پنهنجي رب کان ٽي سوال ڪيا انهن مان صرف ٻه قبول فرمايا ويا. هڪ سوال هي هو ته منهنجي امت عام ڏڪر سان هلاڪ نه فرمائي، اهو قبول ٿيو. ٻيو سوال هي هو ته انهن کي ٻوڏ سان عذاب نه فرمائي، اهو به قبول ٿيو. ٽيون سوال هي هو ته انهن جو پاڻ ۾ جنگ جهيڙو نه ٿئي، اهو قبول نه ٿيو. ف١٤٢ يعني قرآن شريف کي يا عذاب جي نزول کي. ف١٤٣ منهنجو ڪم هدايت آهي، مون تي دلين جي ذميواري نه آهي. ف١٤٤ يعني الله تعالى جيڪي خبرون ڏنيون، انهن جي لاءِ وقت مقرر آهن. انهن جو واقع ٿيڻ ٺيڪ انهيءَ وقت ٿيندو. ف١٤٥ طعني، ملامت ۽ ٺٺوليءَ سان. ف١٤٦ ۽ انهن سان گڏ ويهڻ ڇڏي ڏي. مسئلو:- هن آيت مان معلوم ٿيو ته بي دينن جي جنهن مجلس ۾ دين جو احترام نه ڪيو ويندو هجي، مسلمان کي اتي ويهڻ جائز نه آهي. هن مان ثابت ٿي ويو ته ڪافرن ۽ بي دينن جي جلسن ۾ جن ۾ اهي دين جي خلاف تقريرون ڪن ٿا، وڃڻ ۽ ٻڌڻ جي لاءِ شرڪت ڪرڻ جائز نه آهي ۽ سوال جوابن جي لاءِ وڃڻ، گڏ ويهڻ نه آهي، بلڪ اهو حق جو اظهار ڪرڻ آهي، اهو منع ٿيل نه آهي، جيئن ايندڙ آيت مان ظاهر آهي.

بَعْدَ الذِّكْرٰى مَعَ الْقَوْمِ الظّٰلِمِيْنَ ﴿٦٨﴾ وَمَا عَلَى الَّذِيْنَ يَتَّقُوْنَ

ظالمن سان گڏ نه ويهه . ۽ پرهيزگارن تي انهن جي حساب مان ڪجھ

مِنْ حِسَابِهِمْ مِّنْ شَيْءٍ وَّلٰكِنْ ذِكْرٰى لَعَلَّهُمْ يَتَّقُوْنَ ﴿٦٩﴾ وَذَرِ

به نه آهي و١٤٧ هائو نصيحت ڏيڻ شايد اهي بازاچن. و١٤٨ ۽ انهن کي

الَّذِيْنَ اتَّخَذُوْا دِيْنَهُمْ لَعِبًا وَّلَهْوًا وَّغَرَّتْهُمُ الْحَيٰوةُ الدُّنْيَا وَذَكِّرْ

ڇڏي ڏي جن پنهنجي دين کي راند روند سمجهيو آهي ۽ انهن کي دنيا جي زندگي فريب ڏنو ۽ قرآن

بِهٖٓ اَنْ تُبْسَلَ نَفْسٌۢ بِمَا كَسَبَتْ ۖ لَيْسَ لَهَا مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ

سان انهن کي نصيحت ڪر و١٤٩ متان ڪا جان پنهنجي ڪئي تي پڪڙي نه وڃي و١٥٠ الله کان سواءِ نه ته سندس ڪو

وَلِيٌّ وَّلَا شَفِيْعٌ ۚ وَاِنْ تَعْدِلْ كُلَّ عَدْلٍ لَّا يُؤْخَذْ مِنْهَا ۗ اُولٰٓئِكَ

حمايتي هوندو ۽ نه ڪو سفارشي ۽ جيڪڏهن پنهنجي عيوض سمورا بدلا ڏئي ته به ان کان نه ورتا وڃن . هي آهن و١٥١

الَّذِيْنَ اُبْسِلُوْا بِمَا كَسَبُوْا ۚ لَهُمْ شَرَابٌ مِّنْ حَمِيْمٍ وَّعَذَابٌ اَلِيْمٌۢ

اهي جيڪي پنهنجي ڪئي تي پڪڙيا ويا انهن کي پيئڻ جي واسطي ٽهڪندڙ پاڻي ۽ دردناڪ عذاب ملندو

بِمَا كَانُوْا يَكْفُرُوْنَ ﴿٧٠﴾ قُلْ اَنَدْعُوْا مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ مَا لَا يَنْفَعُنَا وَلَا

سندن ڪفر جي بدلي . تون هان فرمايو و١٥٢ ڇا اسان الله کان سواءِ ان کي پوڄيون جو نه ته اسان جو ڀلو ڪري

يَضُرُّنَا وَنُرَدُّ عَلٰٓى اَعْقَابِنَا بَعْدَ اِذْ هَدٰىنَا اللّٰهُ كَالَّذِي اسْتَهْوَتْهُ

۽ نه برو و١٥٣ ۽ پوئين پيرين موٽايا وڃون هن کان پوءِ جو الله اسان کي وات ڏيکاري و١٥٤ ان وانگر جنهن

الشَّيٰطِيْنُ فِي الْاَرْضِ حَيْرَانَ ۖ لَهٗٓ اَصْحٰبٌ يَّدْعُوْنَهٗٓ اِلَى الْهُدَى

کي شيطان زمين ۾ ڀٽڪائي ڇڏيو و١٥٥ حيران آهي سندس ساٿي کيس راهه جي طرف سڏي رهيا آهن ته هيڏي

ائْتِنَا ۗ قُلْ اِنَّ هُدَى اللّٰهِ هُوَ الْهُدٰى ۗ وَاُمِرْنَا لِنُسْلِمَ لِرَبِّ

اچ تون هان فرمايو ته الله جي هدايت ئي هدايت آهي و١٥٦ ۽ اسان کي حڪم آهي ته اسان فقط انهيءَ جي واسطي

الْعٰلَمِيْنَ ﴿٧١﴾ وَاَنْ اَقِيْمُوا الصَّلٰوةَ وَاتَّقُوْهُ ۗ وَهُوَ الَّذِيْٓ اِلَيْهِ

ڪنڌ جهڪايون جيڪو سموري جهان جو رب آهي . و١٥٧ ۽ هي ته نماز قائم رکو ۽ انهيءَ کان ڊڄو ۽ اهوئي آهي جنهن جي طرف

تُحْشَرُوْنَ ﴿٧٢﴾ وَهُوَ الَّذِيْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ بِالْحَقِّ ۗ وَيَوْمَ

توهان کي اٿڻو آهي . ۽ اهوئي آهي جنهن آسمان ۽ زمين ٺيڪ ٺيڪ خلقيا و١٥٨ ۽ جنهن ڏينهن هر



و١٤٧ يعني طعني ۽ ٺٺولي ڪرڻ وارن جا گناهه انهن تي آهن ، ڪانئن انهن جو حساب ٿيندو ، پرهيزگارن تي نه آهي.

شان نزول :- مسلمانن چيو ته اسان کي گناهه جو انديشو آهي ، جڏهن ته اسان انهن کي ڇڏي ڏيون ۽ منع نه ڪريون . ان تي هي آيت نازل ٿي .

و١٤٨ مسئلو:- هن آيت مان معلوم ٿيو ته پند ونصيحت ۽ حق جي اظهار ڪرڻ لاءِ انهن وٽ وڃڻ جائز آهي .

و١٤٩ ۽ شرعي احڪام ٻڌايو

و١٥٠ ۽ پنهنجن گناهن جي سبب جهنم جي عذاب ۾ گرفتار ٿئي .

و١٥١ دين کي ٺٺولي ۽ راند بنائڻ وارا ۽ دنيا جا مفتون .

و١٥٢ اي محبوب محمّد مصطفىٰ صلى الله عليه وسلم ! انهن مشرڪن کي ، جيڪي پنهنجن ابن ڏاڏن جي دين جي دعوت ڏين ٿا

و١٥٣ ۽ ان ۾ ڪا به قدرت نه آهي .

و١٥٤ ۽ اسلام ۽ توحيد جي نعمت عطا فرمائي ، ۽ بُت پرستيءَ جي بدترين وبال کان بچايو.

و١٥٥ هن آيت ۾ حق ۽ باطل جي دعوت ڏيڻ وارن جو هڪ مثال بيان فرمايو ويو ته جهڙيءَ طرح مسافر پنهنجن ساٿين سان گڏ هو ، جهنگ ۾ ڀوتن ۽ شيطانن کيس رستي کان هٽايو ۽ ڇيو ته اهائي وات منزل مقصود آهي ۽ سندس ساٿي کيس سڏيءَ وات جي طرف سڏڻ لڳا ، هو حيران ٿي ويو ته ڪيڏانهن وڃي . ان جو انجام اهوئي ٿيندو ته جيڪڏهن اهو ڀوتن جي وات هلندو ته هلاڪ ٿي ويندو ۽ ساٿين جي صلاح مڃيائين ته سلامت رهندو ۽ منزل تي پهچي ويندو . اهوئي حال اُن شخص جو آهي ، جيڪو اسلام جي طريقي کان هٽيو ۽ شيطان جي وات تي هليو ، مسلمان ان کي سڌيءَ وات جي طرف سڏن ٿا ، جيڪڏهن انهن جي ڳالهه مڃيندو ته ڪامياب ٿيندو ، ورنه هلاڪ ٿي ويندو .

و١٥٦ يعني جيڪو طريقو الله تعالىٰ پنهنجن ٻانهن جي لاءِ واضح فرمايو ۽ جيڪو دين (اسلام) انهن جي لاءِ مقرر ڪيو ، اُهوئي هدايت ۽ نور آهي ۽ جيڪو ان کان سواءِ آهي ، سو باطل دين آهي .

و١٥٧ انهيءَ جي ئي تابعداري ڪريون ۽ فرمانبرداري ڪريون ۽ خاص انهيءَ جي عبادت ڪريون .

و١٥٨ جن سان سندس ڪامل قدرت ۽ علم محيط ۽ سندس حڪمت ۽ صفت ظاهر آهي .

يَقُولُ كُنْ فَيَكُونُ ۚ قَوْلُهُ الْحَقُّ ۚ وَلَهُ الْمُلْكُ يَوْمَ يُنْفَخُ فِي الصُّورِ ۚ

فنا ٿيل شيءِ کي چوندو ٿيءُ ته اها فورًا ٿي ويندي. ان جي ڳالهه سچي آهي ۽ انهيءَ جي بادشاهي آهي جنهن ڏينهن صور ڦوڪيو ويندو ١٥٩ ۽

عَالِمُ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ ۚ وَهُوَ الْحَكِيمُ الْخَبِيرُ ﴿٧٣﴾ وَإِذْ قَالَ إِبْرَاهِيمُ

هر لڪل ۽ ظاهر جو ڄاڻندڙ ۽ اهو ئي آهي حڪمت وارو خبردار. ۽ ياد ڪر جڏهن ابراهيم پنهنجي پيءُ

لِأَبِيهِ آزَرَ أَتَتَّخِذُ أَصْنَامًا آلِهَةً ۖ إِنِّي أَرَاكَ وَقَوْمَكَ فِي ضَلَالٍ

آزر ١٦٠ کي چيو ته ڇا تون بتن کي خدا بڻائين ٿو. بيشڪ مان توکي ۽ تنهنجي قوم کي کليل گمراهيءَ ۾ ڏسان ٿو ١٦١

مُبِينٍ ﴿٧٤﴾ وَكَذَٰلِكَ نُرِي إِبْرَاهِيمَ مَلَكُوتَ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ وَلِيَكُونَ

۽ اهڙيءَ طرح اسان ابراهيم کي ڏيکاريون ٿا سموري بادشاهي آسمانن ۽ زمين جي ١٦٢ ۽ هن ڪري ته اهو عين اليقين

مِنَ الْمُوقِنِينَ ﴿٧٥﴾ فَلَمَّا جَنَّ عَلَيْهِ اللَّيْلُ رَأَىٰ كَوْكَبًا ۖ قَالَ هَٰذَا رَبِّي ۖ

وارن مان ٿي وڃي ١٦٣ پوءِ جڏهن ان تي رات جي اونداهي ڇانئجي ته هن تارو ڏٺو ١٦٤ چوڻ لڳو هن کي منهنجو رب ٺاهيو ٿا

فَلَمَّا أَفَلَ قَالَ لَا أُحِبُّ الْآفِلِينَ ﴿٧٦﴾ فَلَمَّا رَأَى الْقَمَرَ بَازِغًا قَالَ هَٰذَا

جڏهن اهو لهي ويو چيائين لهي ويندڙ مون کي پسند نه آهن. وري چنڊ کي چمڪندڙ ڏٺائين چيائين هن کي منهنجو

رَبِّي ۖ فَلَمَّا أَفَلَ قَالَ لَئِنْ لَمْ يَهْدِنِي رَبِّي لَأَكُونَنَّ مِنَ الْقَوْمِ

رب چئو ٿا جڏهن اهو لهي ويو چيائين منهنجو رب جيڪڏهن مون کي هدايت نه ڪري ها ته مان به انهن گمراهن مان هجان

الضَّالِّينَ ﴿٧٧﴾ فَلَمَّا رَأَى الشَّمْسَ بَازِغَةً قَالَ هَٰذَا رَبِّي هَٰذَا أَكْبَرُ ۖ فَلَمَّا

ها ١٦٥ پوءِ جڏهن سج جرڪندو ڏٺائين چيائين هن کي منهنجو رب بڻايو ٿا ١٦٦ هي سڀني کان وڏو آهي، وري جڏهن

أَفَلَتْ قَالَ يَا قَوْمِ إِنِّي بَرِيءٌ مِمَّا تُشْرِكُونَ ﴿٧٨﴾ إِنِّي وَجَّهْتُ وَجْهِيَ

اهو لهي ويو ته فرمايائين اي منهنجي قوم مان بيزار آهيان انهن شين کان جن کي تون شريڪ ٿا ٺاهيو ١٦٧ مون پنهنجو منهن ان

لِلَّذِي فَطَرَ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضَ حَنِيفًا ۖ وَمَا أَنَا مِنَ الْمُشْرِكِينَ ﴿٧٩﴾ وَ

جي طرف ڪيو جنهن آسمان ۽ زمين بنايا فقط انهيءَ جو ٿي ڪري ١٦٨ ۽ مان مشرڪن مان نه آهيان. ۽

حَاجَّهُ قَوْمُهُ ۚ قَالَ أَتُحَاجُّونِّي فِي اللَّهِ وَقَدْ هَدَانِ ۚ وَلَا أَخَافُ

ان جي قوم ساڻس جهڳڙو ڪرڻ لڳي چيائين ڇا الله جي باري ۾ تون مون سان جهڳڙو ڪريو ٿا، انهيءَ ته مون کي هدايت ڪئي ١٦٩ ۽ مون کي انهن جو خوف

مَا تُشْرِكُونَ بِهِ إِلَّا أَنْ يَشَاءَ رَبِّي شَيْئًا ۗ وَسِعَ رَبِّي كُلَّ شَيْءٍ عِلْمًا ۗ

نه آهي جن کي توهان شريڪ ٺاهيو ٿا ١٧٠ مگر منهنجو رب ڪجهه چاهي ١٧١ منهنجي رب جو علم هر شيءِ تي حاوي آهي

منزل ٢

ف ١٥٩ ته نالي ماتر به ڪو سلطنت جي دعويٰ ڪرڻ وارو نه هوندو. سمورا جابر ۽ فرعوني ۽ سمورا دنيا جي سلطنت تي غرور ڪرڻ وارا ڏسندا ته دنيا ۾ سلطنت جي جيڪا دعويٰ رکندا اها ساکوڙي هئي. ف ١٦٠ قاموس ۾ آهي ته آزر حضرت ابراهيم عليه السلام جي چاچي جو نالو آهي. امام جلال الدين سيوطيءَ مسالڪ الحنفاء ۾ به ايئن ئي لکيو آهي. چاچي کي پيءُ سڏڻ سمورن ملڪن ۾ معمول آهي، خاص ڪري عرب ۾. قرآن ڪريم ۾ آهي ته نَعْبُدُ اِلٰهَكَ وَاِلٰهَ اٰبَآئِكَ اِبْرَاهِيْمَ وَاِسْمَاعِيْلَ وَاِسْحٰقَ اِلٰهًا وَّاحِدًا. هن ۾ حضرت اسماعيل کي حضرت يعقوب جي ابن ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي، ان جي باوجود جو اهو سندس چاچو آهي. حديث شريف ۾ به حضرت محبوب سردار عالم صلى الله عليه وسلم جن حضرت عباس رضي الله عنه کي "اب" فرمايو آهي، جيئن ارشاد فرمايو رُدُّوْا عَلَيَّ اَبِيْ ۽ اتي "اَبِيْ" مان حضرت عباس مراد آهي. (مفردات راغب، ڪبير وغيره). ف ١٦١ هيءَ آيت عرب جي مشرڪن تي حجت آهي، جيڪي حضرت ابراهيم عليه السلام کي معظم ڄاڻيندا هئا ۽ سندس فضيلت جو اعتراف ڪندا هئا. انهن کي ڏيکاريو وڃي ٿو ته حضرت ابراهيم عليه السلام بت پرستيءَ کي ڪيترو وڏو عيب ۽ گمراهي ٻڌائي ٿو، جيڪڏهن توهان ان کي مڃو ٿا ته پوءِ توهان به بت پرستي ڇڏي ڏيو. ف ١٦٢ يعني جهڙيءَ طرح حضرت ابراهيم عليه السلام کي دين ۾ بينائي عطا فرمائي وئي آهي ايئن ئي کيس آسمانن ۽ زمين جا ملڪ ڏيکاريون ٿا. حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو هن مان آسمانن ۽ زمين جي خلق مراد آهي. مجاهد ۽ سعيد بن جبير چون ٿا ته آسمان ۽ زمين جون نشانيون مراد آهن. اهو هن طرح ته حضرت ابراهيم عليه السلام کي صخره (پٿر) تي بيهاريو ويو ۽ سندس لاءِ آسمان کوليا ويا ايستائين جو هن عرش، ڪرسي ۽ آسمانن جي سموري عجائب ۽ جنت ۾ پنهنجي مقام جو معائنو فرمايو. سندس لاءِ زمين کولي وئي، ايستائين جو هن سڀ کان هيٺين زمين تائين نظر ڪئي ۽ زمين جا سمورا عجائب ڏٺا. مفسرن جو هن ۾ اختلاف آهي ته اها رويت باطني اکين سان هئي يا مٿي جي اکين سان (دُر منثور، خازن وغيره). ف ١٦٣ چوته هر ظاهر ۽ مخفي شيءِ سندس آڏو ڪئي وئي ۽ مخلوق جي اعمال مان ڪجهه به کانئس لڪل نه رهيو. ف ١٦٤ تفسير جي عالمن ۽ اخبار وسير جي مصنفن جو بيان آهي ته نمرود بن ڪنعان وڏو ظالم بادشاهه هو. سڀ کان اڳ ۾ انهيءَ ئي مٿي تي تاج رکيو. اهو بادشاهه ماڻهن کان پنهنجي پوڄا ڪرائيندو هو. جادوگر ۽ نجومي ڪثرت سان سندس دربار ۾ حاضر رهندا هئا. نمرود خواب ڏٺو ته هڪ ستارو اڀريو آهي، ان جي روشنيءَ جي سامهون سج ۽ چنڊ بلڪل بي نور ٿي ويا، ان سان اهو گهڻو خوفزده ٿيو. جادوگرن کان تعبير معلوم ڪيائين. انهن چيو ته هن سال تنهنجي بادشاهيءَ ۾ هڪ فرزند پيدا ٿيندو، جيڪو تنهنجي ملڪ جي زوال جو سبب ٿيندو ۽ تنهنجي دين وارا سندس هٿان هلاڪ ٿيندا. اها خبر ٻڌي اهو پريشان ٿيو ۽ اُن حڪم ڏيئي ڇڏيو ته جيڪو ٻار پيدا ٿئي، قتل ڪيو وڃي ۽ مرد عورتن کان جدا رهن ۽ اُن جي نگهباني جي لاءِ هڪ محڪمو قائم ڪيو ويو. الله جي تقدير کي ڪير ٽاري سگهي ٿو؟ حضرت ابراهيم عليه السلام جي والده ماجده حامله ٿي ۽ ڪاهن نمرود کي ان جي به خبر ڏني ته اهو ٻار حمل ۾ اچي به ويو، پر جڏهن ته حضرت ابراهيم عليه السلام جي والده ماجده جي عمر گهٽ هئي، ان جو حمل ڪنهن به نموني نه سڃاتو ويو. جڏهن ولادت جو وقت ويجهو ٿيو ته سندس والده ان تهخاني ۾ هلي وئي، جيڪو سندس والد شهر کان پري کوٽي تيار ڪيو هو. اتي سندس ولادت مبارڪ ٿي ۽ اتي ئي رهيو. پٿرن سان ان تهخاني جو دروازو بند ڪيو ويندو هو. روزانو سندس والده صاحبه کير پيارڻ ايندي هئي ۽ جڏهن اتي پهچندي هئي ته ڏسندي هئي ته پاڻ پنهنجي آڱر جي چوٽي چوسي رهيو آهي ۽ ان مان کير نڪري رهيو آهي. پاڻ جلد وڏو ٿيندو ويو هڪ مهيني ۾ ايترو جيترو ٻيا ٻار هڪ سال ۾. هن ۾ اختلاف آهي ته پاڻ ڪيترو عرصو تهخاني ۾ رهيو، ڪي چون ٿا ته ست سال، ڪي تيرهن سال ته ڪي سترهن سال چون ٿا. اهو مسئلو يقيني آهي ته انبياء عليهم السلام هر حال ۾ معصوم ٿين ٿا ۽ اهي پنهنجي هستيءَ جي شروعات کان وٺي سمورن وقتن ۾ عارف ٿين ٿا. هڪ ڏينهن حضرت ابراهيم عليه السلام پنهنجي والده کان معلوم فرمايو ته منهنجو پاليندڙ ڪير آهي؟ ان چيو مان، فرمايائين تنهنجو رب ڪير آهي؟ اُن چيو ته تنهنجو پيءُ. فرمايائين اُن جو رب ڪير آهي؟ اُن تي والده چيو ته خاموش رهه ۽ مڙس کي وڃي چيائين ته جنهن ڇوڪري جي نسبت هيءَ مشهور آهي ته اهو زمين وارن جو دين تبديل ڪندو سو ته تنهنجو ئي فرزند آهي ۽ مون سان اها گفتگو ڪيائين. حضرت ابراهيم شروعات کان ئي توحيد جي حمايت ۽ ڪفريه عقيدن جو باطل هجڻ فرمائي ڏنو ۽ جڏهن هڪ سوراخ مان رات جي وقت پاڻ زهره يا مشتري ستارو ڏٺائين ته پوءِ حجت جو قائم ڪرڻ شروع ڪيائين، ڇو ته ان زماني جا ماڻهو بتن ۽ ستارن جي پوڄا ڪندا هئا. پوءِ پاڻ هڪ نهايت نفيس ۽

اَفَلَا تَتَذَكَّرُوْنَ ﴿٨٠﴾ وَكَيْفَ اَخَافُ مَآ اَشْرَكْتُمْ وَلَا تَخَافُوْنَ اَنَّكُمْ

ڇا توهان نصيحت نٿا مڃيو. ۽ مان توهان جي شريڪن کان ڇو ڊڄان و١٧٢ ۽ توهان نٿا ڊڄو جو توهان الله

اَشْرَكْتُمْ بِاللّٰهِ مَا لَمْ يُنَزِّلْ بِهٖ عَلَيْكُمْ سُلْطٰنًا ۭ فَاَيُّ الْفَرِيْقَيْنِ

جو شريڪ ان کي مقرر ڪيو جنهن جي واسطي توهان تي ان ڪو دليل نه لاٿو آهي تنهنڪري ٻنهي ٽولن ۾ امان جو وڌيڪ حقدار

اَحَقُّ بِالْاَمْنِ ۚ اِنْ كُنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ﴿٨١﴾ اَلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَلَمْ يَلْبِسُوْٓا

ڪير آهي و١٧٣ جيڪڏهن توهان ڄاڻو ٿا. ۽ اُهي جن ايمان آندو ۽ پنهنجي ايمان ۾ ڪنهن ناحق

اِيْمَانَهُمْ بِظُلْمٍ اُولٰۗىِٕكَ لَهُمُ الْاَمْنُ وَهُمْ مُّهْتَدُوْنَ ﴿٨٢﴾ وَتِلْكَ

جي آميزش (رلاوٽ) نه ڪئي اٿن، انهن جي واسطي امان آهي ۽ اهي ئي هدايت وارا آهن. ۽ هي اسان جو

حُجَّتُنَآ اٰتَيْنٰهَآ اِبْرٰهِيْمَ عَلٰي قَوْمِهٖ ۭ نَرْفَعُ دَرَجٰتٍ مَّنْ نَّشَاۗءُ ۭ اِنَّ

دليل آهي جيڪو اسان ابراهيم کي سندس قوم جي واسطي ڏنو اسان جنهن کي وڻي ڪيترا درجا بلند ڪريون و١٧٤ بيشڪ

رَبَّكَ حَكِيْمٌ عَلِيْمٌ ﴿٨٣﴾ وَوَهَبْنَا لَهٗٓ اِسْحٰقَ وَيَعْقُوْبَ ۭ كُلًّا هَدَيْنَا ۚ وَ

توهان جو رب علم ۽ حڪمت وارو آهي. ۽ اسان کيس اسحاق ۽ يعقوب عطا ڪيا انهن سڀني کي اسان راهه ڏيکاري

نُوْحًا هَدَيْنَا مِنْ قَبْلُ وَمِنْ ذُرِّيَّتِهٖ دَاوٗدَ وَسُلَيْمٰنَ وَاَيُّوْبَ

۽ انهن کان اڳ ۾ اسان نوح کي واٽ ڏيکاري ۽ ان جي اولاد مان داؤد ۽ سليمان ۽ ايوب

وَيُوْسُفَ وَمُوْسٰي وَهٰرُوْنَ ۭ وَكَذٰلِكَ نَجْزِي الْمُحْسِنِيْنَ ﴿٨٤﴾ وَزَكَرِيَّا

۽ يوسف ۽ موسیٰ ۽ هارون کي ۽ اسان اهڙي طرح صلو ڏيندا آهيون نيڪن کي. ۽ زڪريا

وَيَحْيٰى وَعِيْسٰى وَاِلْيَاسَ ۭ كُلٌّ مِّنَ الصّٰلِحِيْنَ ﴿٨٥﴾ وَاِسْمٰعِيْلَ وَالْيَسَعَ

۽ يحيٰ ۽ عيسیٰ ۽ الياس کي اهي سڀ اسان جي قرب جي لائق آهن. ۽ اسماعيل ۽ يسع

وَيُوْنُسَ وَلُوْطًا ۭ وَكُلًّا فَضَّلْنَا عَلَي الْعٰلَمِيْنَ ﴿٨٦﴾ وَمِنْ اٰبَاۗىِٕهِمْ

۽ يونس ۽ لوط کي ۽ اسان هرهڪ کي سندس وقت ۾ سڀني تي فضيلت ڏني. و١٧٥ ۽ سندن ابن ڏاڏن

وَذُرِّيّٰتِهِمْ وَاِخْوَانِهِمْ ۚ وَاجْتَبَيْنٰهُمْ وَهَدَيْنٰهُمْ اِلٰي صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ﴿٨٧﴾

۽ اولاد ۽ ڀائرن مان ڪن کي و١٧٦ ۽ اسان انهن کي چونڊيو ورتو ۽ سڌي واٽ ڏيکاري.

ذٰلِكَ هُدَى اللّٰهِ يَهْدِيْ بِهٖ مَنْ يَّشَاۗءُ مِنْ عِبَادِهٖ ۭ وَلَوْ اَشْرَكُوْا

هيءَ الله جي هدايت آهي جو پنهنجي ٻانهن مان جنهن کي گهرجي ڏي ۽ جيڪڏهن اهي شرڪ ڪن ها

منزل ٢

دلنشين پيرايه سان انهن کي نظر ۽ دليل ونڻ جي طرف رهنمائي ڪئي، جنهن سان اهو نتيجو ئي پيو ته سمورو جهان حادث آهي، معبود نٿو ٿي سگهي، اهو پاڻ موجد ۽ مدبر جو محتاج آهي، جنهن جي قدرت ۽ اختيار سان ان ۾ تبديليون ٿينديون رهن ٿيون. و١٦٥ هن ۾ قوم کي تنبيهه آهي ته جيڪو چنڊ کي معبود بنائي، سو گمراهه آهي، ڇو ته اُن جو هڪ حال کان ٻئي حال جي طرف منتقل ٿيڻ حدوث ۽ امڪان جو دليل آهي. و١٦٦ شمس مؤنث غيرحقيقي آهي. ان جي لاءِ مذڪر ۽ مؤنث جا ٻئي صيغا استعمال ڪري سگهجن ٿا. هتي هٰذا مذڪر آندو ويو. هن ۾ ادب جي تعليم آهي جو لفظ رب جي رعايت جي لاءِ مؤنث جو لفظ نه آندو ويو. انهيءَ لحاظ کان الله تعاليٰ جي صفت ۾ علام اچي ٿو، نه علامه. و١٦٧ حضرت ابراهيم عليه السلام ثابت ڪري ڏنو ته تارن ۾ ننڍي کان وڏي تائين ڪو به رب هجڻ جي صلاحيت نٿو رکي ۽ انهن جو معبود هجڻ باطل آهي ۽ قوم جنهن شرڪ ۾ مبتلا آهي، پاڻ اُن کان بيزاري جو اظهار ڪيائين ۽ ان کان پوءِ سچي دين جو بيان فرمايائين، جيڪو اڳتي اچي ٿو. و١٦٨ يعني اسلام کان سواءِ باقي سمورن دينن کان جدا رهي ڪري. مسئلو ١- هن مان معلوم ٿيو ته سچي دين جو قيام ۽ استحڪام تڏهن ئي ٿي سگهي ٿو، جڏهن سمورن باطل دينن کان بيزاري ٿئي. و١٦٩ پنهنجيءَ توحيد ۽ معرفت جي. و١٧٠ ڇو ته اهي بي جان بُت آهن، نه نقصان ڏيئي سگهن ٿا، نه نفعو پهچائي سگهن ٿا. انهن کان ڪهڙو ڊڄڻ، اهو پاڻ مشرڪن کي جواب ۾ فرمايو هو، جن ڪيس چيو هو ته بُتن کان ڊڄ، انهن کي بُري چوڻ سان متان ڪٿي توکي ڪجهه نقصان نه پهچي. و١٧١ اها ئي ٿيندي، ڇو ته منهنجو رب قادر مطلق آهي.

و١٧٢ جيڪي بي جان جماد ۽ فقط عاجز آهن. و١٧٣ مُوحد يا مُشرڪ.

و١٧٤ علم، عقل، سمجهه ۽ فضيلت سان، جيئن حضرت ابراهيم عليه السلام جا درجا بلند فرمايا ويا.

و١٧٥ نبوت ۽ رسالت سان. مسئلو: هن آيت مان هي ثابت ٿئي ٿو ته نبي سڀوئي ملائڪن کان افضل آهن؛ ڇو ته عالم (جهان) الله کان سواءِ سموري موجودات تي مشتمل آهي، ملائڪ به ان ۾ داخل آهن. پوءِ جڏهن سمورن جهان وارن تي فضيلت ڏنائين ته ملائڪن تي به فضيلت ثابت ٿي ويئي. هتي الله تعاليٰ ارڙهن نبين سڳورن جو ذڪر فرمايو آهي ۽ هن ذڪر ۾ نه زماني جي اعتبار کان ترتيب آهي، نه فضيلت جي اعتبار سان، نه "واو" ترتيب جي تقاضا ڪندڙ آهي. پر جنهن شان سان انبياءِ عليهم السلام جا اسماءِ مبارڪ ذڪر فرمايا ويا. ان ۾ هڪ عجيب لطيفو آهي، اهو هيءُ ته الله تعاليٰ انبياءِ ڪرام جي هرهڪ جماعت کي هڪ خاص قسم جي ڪرامت ۽ فضيلت سان ممتاز فرمايو، پوءِ حضرت نوح، ابراهيم، اسحاق ۽ يعقوب عليهم السلام جو اول ذڪر فرمايو، ڇو ته اُهي نبين سڳورن جا اصول آهن يعني انهن جي اولاد ۾ گهڻائيءَ سان نبي سڳورا ٿيا. جن جا نسب انهن جي طرف رجوع ٿين ٿا. نبوت جي معتبره مرتبن مان ملڪ، اختيار، بادشاهي ۽ اقتدار آهي. الله تعاليٰ حضرت داؤد ۽ سليمان عليهما السلام کي ان جو ڪشادو حصو عطا فرمايو ۽ رفيعه مرتبن مان مصيبت ۽ تڪليف تي صبر سان رهڻ آهي. الله تعاليٰ حضرت ايوب عليه السلام کي ان سان ممتاز فرمايو، وري ملڪ ۽ صبر جا ٻئي مرتبا حضرت يوسف عليه السلام کي عنايت ڪيا جو پاڻ سختيءَ ۽ مصيبت تي گهڻو وقت صبر فرمايو. پوءِ الله تعاليٰ کيس نبوت سان گڏ مصر ملڪ به عطا فرمايو. معتبر مرتبن مان معجزن جي گهڻائي ۽ دليلن جي قوت به آهي. الله تعاليٰ حضرت موسیٰ ۽ هارون عليهما السلام کي ان سان مُشرف فرمايو. زهد ۽ دنيا جو ڇڏي ڏيڻ به معتبر مرتبن مان آهن. حضرت زڪريا، يحيٰ، عيسیٰ ۽ الياس عليهم السلام کي الله تعاليٰ ان سان مخصوص فرمايو. انهن نبين سڳورن کان پوءِ الله تعاليٰ انهن نبين سڳورن جو ذڪر فرمايو جن جا نه تابعدار رهيا نه شريعت، جيئن ته حضرت اسماعيل، يسع، يونس ۽ لوط عليهم السلام. ان شان سان نبين سڳورن جي ذڪر فرمائڻ ۾ سندن ڪرامتن ۽ خصوصيتن جو هڪ عجيب لطيفو نظر اچي ٿو.

و١٧٦ اسان فضيلت ڏني.

لَحَبِطَ عَنْهُمْ مَّا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿٨٨﴾ اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ اٰتَيْنٰهُمُ الْكِتٰبَ

تہ ضرور سندن عمل تباھ ٿي وڃن ھا. اھي آھن جن کي اسان ڪتاب ۽

وَالْحُكْمَ وَالنُّبُوَّةَ ۚ فَاِنْ يَّكْفُرْ بِهَا هٰٓؤُلَآءِ فَقَدْ وَكَّلْنَا بِهَا قَوْمًا

حڪم ۽ نبوت عطا ڪئي پوءِ جيڪڏھن اُھي ماڻھو ان جو انڪار ڪن تہ اسان ان جي واسطي ھڪ اھڙي قوم

لَّيْسُوْا بِهَا بِكٰفِرِيْنَ ﴿٨٩﴾ اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ هَدَى اللّٰهُ فَبِهُدٰىهُمُ

مقرر ڪئي آھي جيڪا انڪار واري نہ آھي ف١٧٨ اھي آھن جن کي الله ھدايت فرمائي تہ تون انھن جي وات ھل

اقْتَدِهْ ؕ قُلْ لَّآ اَسْـَٔلُكُمْ عَلَيْهِ اَجْرًا ؕ اِنْ هُوَ اِلَّا ذِكْرٰى لِلْعٰلَمِيْنَ ﴿٩٠﴾ ع

ف١٧٩ تون فرماءِ مان قرآن تي توھان کان ڪا اجرت نٿو گھران، ھو تہ نہ آھي مگر نصيحت سموري جھان جي واسطي ف١٨٠

وَمَا قَدَرُوا اللّٰهَ حَقَّ قَدْرِهٖٓ اِذْ قَالُوْا مَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ عَلٰى بَشَرٍ مِّنْ

۽ يھودين الله جو قدر نہ ڄاتو جيئن گھربو ھو ف١٨١ جڏھن چيائون الله ڪنھن انسان تي ڪجھ بہ نہ لاٿو آھي،

شَيْءٍ ؕ قُلْ مَنْ اَنْزَلَ الْكِتٰبَ الَّذِيْ جَآءَ بِهٖ مُوْسٰى نُوْرًا وَّ

تون فرماءِ ڪنھن لاٿو ھو اھو ڪتاب جيڪو موسىٰ آندو ھو روشني ۽ ھدايت ماڻھن

هُدًى لِّلنَّاسِ تَجْعَلُوْنَهٗ قَرَاطِيْسَ تُبْدُوْنَهَا وَتُخْفُوْنَ كَثِيْرًا ۚ

جي لاءِ جنھن جا توھان جدا جدا ڪاغذ بنائي ڇڏيا، ڪجھ ظاھر ڪريو ٿا ف١٨٢ ۽ گھڻا لڪائي ڇڏيو ٿا ف١٨٣

وَعُلِّمْتُمْ مَّا لَمْ تَعْلَمُوْٓا اَنْتُمْ وَلَآ اٰبَآؤُكُمْ ؕ قُلِ اللّٰهُ ۙ ثُمَّ ذَرْهُمْ فِيْ

۽ توھان کي اھو سيکاريو وڃي ٿو ف١٨٤ جيڪو نہ توھان کي معلوم ھو، نہ توھان جي ابن ڏاڏن کي، تون فرماءِ الله ف١٨٥ پوءِ

خَوْضِهِمْ يَلْعَبُوْنَ ﴿٩١﴾ وَهٰذَا كِتٰبٌ اَنْزَلْنٰهُ مُبٰرَكٌ مُّصَدِّقُ الَّذِيْ

انھن کي ڇڏي ڏي سندن بيھودگيءَ ۾ کيڏندو ف١٨٦ ۽ ھيءُ آھي برڪت وارو ڪتاب جيڪو اسان لاٿو ف١٨٧ تصديق فرمائيندڙ

بَيْنَ يَدَيْهِ وَلِتُنْذِرَ اُمَّ الْقُرٰى وَمَنْ حَوْلَهَا ؕ وَالَّذِيْنَ يُؤْمِنُوْنَ

انھن ڪتابن جي جيڪي اڳي ھئا ۽ ھن لاءِ تہ توھان ڊيڄاريو سمورن ڳوٺن جي سرداريءَ کي ف١٨٨ ۽ جيڪي سمورا جھان ان جي آس پاس آھن ۽ جيڪي آخرت

بِالْاٰخِرَةِ يُؤْمِنُوْنَ بِهٖ وَهُمْ عَلٰى صَلَاتِهِمْ يُحَافِظُوْنَ ﴿٩٢﴾ وَمَنْ اَظْلَمُ

تي ايمان رکن ٿا ف١٨٩ ھن ڪتاب تي ايمان رکن ٿا ۽ پنھنجي نماز پابنديءَ سان قائم رکندا آھن ۽ ان کان وڌيڪ

مِمَّنِ افْتَرٰى عَلَى اللّٰهِ كَذِبًا اَوْ قَالَ اُوْحِيَ اِلَيَّ وَلَمْ يُوْحَ

ظالم ڪير ٿي سگھي ٿو جيڪو الله تي ڪوڙ گھڙي ف١٩٠ يا چوي مون ڏي وحي آئي حالانڪ ان ڏي ڪجھ بہ وحي نہ ٿيو

ف١٧٧ يعني مڪي وارا.

ف١٧٨ ھن قوم مان يا انصار مراد آھن يا مھاجر يا سمورا اصحاب رسول صلى الله عليه وسلم يا محبوب سائينءَ تي ايمان آڻڻ وارا سمورا ماڻھو.

فائدو:- ھِن آيت ۾ دلالت آھي تہ الله تعالىٰ پنھنجي پياري نبي صلى الله عليه وسلم جن جي مدد فرمائيندو ۽ سندن دين کي قوت ڏيندو ۽ ان کي سيني دينن تي غالب ڪندو، اھڙي نموني ايئن ئي ٿيو ۽ اھا غيبي خبر واقع ٿي ويئي.

ف١٧٩ دين جي عالمن ھِن آيت مان ھيءُ مسئلو ثابت ڪيو آھي تہ حضور محبوب سرور ڪونين صلى الله عليه وسلم جن سمورن نبين سڳورن کان افضل آھن، ڇو تہ خصال ڪمال ۽ اوصاف شرف جيڪي جُدا جُدا نبين کي عطا فرمايون ويون ھيون، انھن سيني کي محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي لاءِ جمع فرمايو ويو ۽ ڪين حڪم ڏنو ويو تہ فَبِهُدٰىهُمُ اقْتَدِهْ پوءِ جڏھن پاڻ سمورن نبين جي اوصاف ڪماليہ جا جامع آھن تہ پوءِ بيشڪ سيني کان افضل آھن.

ف١٨٠ ھِن آيت مان ثابت ٿيو تہ محبوب سيد المرسلين خاتم النبيين صلى الله عليه وسلم جن سموري مخلوق جي طرف مبعوث آھن ۽ سندن دعوت سموري خلق کي عام آھي ۽ سمورو جھان سندن اُمت آھي (خازن).

ف١٨١ ۽ ان جي معرفت کان محروم رھيا ۽ پنھنجن ٻانھن تي ان جي جيڪا رحمت ۽ ان جو ڪرم آھي تنھن کي نہ ڄاتائون.

شان نزول:- يھودين جي ھڪ جماعت حبر الاحبار مالڪ ابن صيف کي وٺي محبوب نبي ڪريم سائين صلى الله عليه وسلم جن سان بحث ڪرڻ آئي محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن ان کي فرمايو تہ مان توکي ان پروردگار جو قسم ڏيان ٿو، جنھن حضرت موسىٰ عليه السلام تي توريت نازل فرمائي، ڇا توريت ۾ تو ھيءُ ڏٺو آھي اِنَّ اللّٰهَ يَبْغَضُ الْحِبْرَ السَّمِيْنَ يعني الله تعالىٰ کي ٿلھو عالم ناپسند آھي؟ چوڻ لڳو ھائو اھو توريت ۾ آھي. محبوب سائين جن فرمايو تہ پوءِ تون ئي ٿلھو عالم آھين، انھن تي اھو غضبناڪ ٿي چوڻ لڳو تہ الله ڪنھن ماڻھوءَ تي ڪجھ نہ لاٿو. تنھن تي ھيءَ آيت ڪريمہ نازل ٿي ۽ انھيءَ ۾ فرمايو ويو تہ ڪنھن لاٿو اھو ڪتاب جيڪو موسىٰ آندو ھو. پوءِ لاجواب ٿي ويو ۽ يھودي ان کان ناراض ٿي ويا ۽ کيس جھڙڪون لڳايون ۽ بعد ۾ ان کي حبر جي عھدي تان برطرف ڪري ڇڏيائون (مدارڪ ۽ خازن).

ف١٨٢ انھن مان ڪن کي، جنھن جو اظھار پنھنجيءَ خواھش جي مطابق سمجھو ٿا. ف١٨٣ جيڪي توھان جي خواھش جي خلاف ڪن ٿا، جيئن توريت جا اُھي مضمون، جن ۾ محبوب سردار عالم صلي الله عليه وسلم جن جي نعت ۽ صفت مذڪور آھي.

ف١٨٤ حضور پرنور سرور ڪونين محبوب عالم صلى الله عليه وسلم جن جي تعليم ۽ قرآن ڪريم مان.

ف١٨٥ يعني جڏھن اھي ان جو جواب نہ ڏئي سگھن تہ اھو ڪتاب ڪنھن لاٿو؟ پوءِ توھان فرمايو تہ الله تعالىٰ.

ف١٨٦ ڇو تہ جڏھن توھان حجت قائم ڪري ڇڏي ۽ پوري نصيحت پھچائي ڇڏي ۽ انھن جي لاءِ عذر جي جاءِ بہ نہ ڇڏي ۽ اُن تي بہ اھي باز نہ آيا تہ پوءِ انھن کي سندن بيھودگيءَ ۾ ڇڏي ڏيو. ھي ڪافرن جي حق ۾ ڌمڪي ۽ ڊيڄارڻ آھي.

ف١٨٧ يعني قرآن شريف.

ف١٨٨ ام القرىٰ مڪہ مڪرمہ آھي، ڇو تہ اھو سيني زمين وارن جو قبلو آھي.

ف١٨٩ ۽ قيامت، آخرت ۽ مرڻ کان پوءِ اٿڻ جو يقين رکن ٿا ۽ پنھنجي انجام کان غافل ۽ بي خبر نہ آھن.

ف١٩٠ ۽ نبوت جي ڪوڙي دعوىٰ ڪري.

اِلَيْهِ شَيْءٌ وَّمَنْ قَالَ سَاُنْزِلُ مِثْلَ مَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ ؕ وَلَوْ تَرٰٓى اِذِ

و١٩١ ۽ جيڪو چوي ته اجهو مان لاهيان ٿو اهڙو جيڪو الله لاٿو و١٩٢ ۽ جي تون ڏسين جنهن وقت

الظّٰلِمُوْنَ فِيْ غَمَرٰتِ الْمَوْتِ وَالْمَلٰٓئِكَةُ بَاسِطُوْٓا اَيْدِيْهِمْ ۚ اَخْرِجُوْٓا

ظالم موت جي سختين ۾ آهن ۽ ملائڪ پنهنجا هٿ ڊگها ڪندڙ و١٩٣ ته پنهنجا ساهه

اَنْفُسَكُمْ ؕ اَلْيَوْمَ تُجْزَوْنَ عَذَابَ الْهُوْنِ بِمَا كُنْتُمْ تَقُوْلُوْنَ عَلَى اللّٰهِ

ڪڍو اڄ توهان کي خواري وارو عذاب ڏنو ويندو ان جو بدلو جو توهان الله تي ڪوڙ

غَيْرَ الْحَقِّ وَكُنْتُمْ عَنْ اٰيٰتِهٖ تَسْتَكْبِرُوْنَ ﴿۹۳﴾ وَلَقَدْ جِئْتُمُوْنَا فُرَادٰى

ٻڌائيندا هئا و١٩٤ ۽ ان جي آيتن کان تڪبر (وڏائي) ڪندا هئا ۽ بيشڪ توهان اسان وٽ

كَمَا خَلَقْنٰكُمْ اَوَّلَ مَرَّةٍ وَّتَرَكْتُمْ مَّا خَوَّلْنٰكُمْ وَرَآءَ ظُهُوْرِكُمْ ۚ وَمَا نَرٰى

اڪيلا آيا جيئن پهرئين پيرو اسان توهان کي پيدا ڪيو هو و١٩٥ ۽ ڇڏي آيا پٺيان جيڪو مال متاع اسان توهان کي ڏنو هو

مَعَكُمْ شُفَعَآءَكُمُ الَّذِيْنَ زَعَمْتُمْ اَنَّهُمْ فِيْكُمْ شُرَكٰٓؤُا ؕ لَقَدْ تَّقَطَّعَ

۽ اسان توهان ساڻ گڏ توهان جي انهن سفارشين کي نٿا ڏسون جن کي توهان پنهنجي گمان ۾ شريڪ ٻڌائيندا هيؤ و١٩٦

بَيْنَكُمْ وَضَلَّ عَنْكُمْ مَّا كُنْتُمْ تَزْعُمُوْنَ ﴿۹۴﴾ اِنَّ اللّٰهَ فَالِقُ الْحَبِّ وَ

بيشڪ توهان جو پاڻ ۾ رشتو ڪٽجي ويو و١٩٧ ۽ توهان جا سمورا گمان باطل ٿي ويا و١٩٨ بيشڪ الله داڻي

النَّوٰى ؕ يُخْرِجُ الْحَيَّ مِنَ الْمَيِّتِ وَمُخْرِجُ الْمَيِّتِ مِنَ الْحَيِّ ؕ ذٰلِكُمُ

۽ ڪڪڙي کي چيريندڙ آهي و١٩٩ زنده کي مئل مان ڪڍندڙ و٢٠٠ ۽ مئل کي جيئري مان ڪڍندڙ و٢٠١

اللّٰهُ فَاَنّٰى تُؤْفَكُوْنَ ﴿۹۵﴾ فَالِقُ الْاِصْبَاحِ ۚ وَجَعَلَ الَّيْلَ سَكَنًا وَّ

هيءُ آهي الله توهان ڪاڏي اونڌا ٿا وڃو و٢٠٢ اونداهي چيري صبح کي ظاهر ڪندڙ ۽ انهيءَ رات کي سڪون و٢٠٣

الشَّمْسَ وَالْقَمَرَ حُسْبَانًا ؕ ذٰلِكَ تَقْدِيْرُ الْعَزِيْزِ الْعَلِيْمِ ﴿۹۶﴾ وَهُوَ

وارو بنايو ۽ سج ۽ چنڊ کي حساب جي واسطي و٢٠٤ هيءُ اندازو آهي زبردست علم واري جو ۽ اهو ئي

الَّذِيْ جَعَلَ لَكُمُ النُّجُوْمَ لِتَهْتَدُوْا بِهَا فِيْ ظُلُمٰتِ الْبَرِّ وَالْبَحْرِ ؕ

آهي جنهن توهان جي واسطي تارا بنايا جيئن انهن جي ذريعي رستو معلوم ڪيو خشڪي ۽ بحري اونداهين ۾.

قَدْ فَصَّلْنَا الْاٰيٰتِ لِقَوْمٍ يَّعْلَمُوْنَ ﴿۹۷﴾ وَهُوَ الَّذِيْٓ اَنْشَاَكُمْ مِّنْ

اسان نشانيون مفصل بيان ڪري ڇڏيون علم وارن جي لاءِ. ۽ اهو ئي آهي جنهن توهان کي هڪ جان مان

ع ١١ / ١٧

و١٩١ شان نزول:- هيءَ آيت مُسَيلمه ڪذاب جي باري ۾ نازل ٿي جنهن يمن جي علائقي يمامه ۾ نبوت جي ڪوڙي دعوىٰ ڪئي هئي. بني حنيفه جا ڪجهه ماڻهو سندس فريب ۾ اچي ويا هئا. هي ڪذاب حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جي خلافت جي زماني ۾ امير حمزه رضي الله عنه جي هٿان قتل ٿيو.

و١٩٢ شان نزول:- هيءَ آيت عبدالله بن ابي سرح ڪاتب وحي جي حق ۾ نازل ٿي. جڏهن وَلَقَدْ خَلَقْنَا الْاِنْسَانَ واري آيت نازل ٿي ته ان انهيءَ کي لکيو ۽ آخر تائين پهچندي پهچندي انسان جي پيدائش جي تفصيل کان واقف ٿي تعجب ۾ پئجي ويو ۽ انهيءَ حالت ۾ آيت جي پڇاڙي وارو حصو تَبٰرَكَ اللّٰهُ اَحْسَنُ الْخٰلِقِيْنَ سندس زبان تي بي اختيار جاري ٿي ويو. ان تي ڪيس هي تڪبر ٿيو ته مون تي وحي اچڻ لڳو ۽ مرتد ٿي ويو. هيءُ نه سمجهيائين ته وحيءَ جي نور ۽ قوت ۽ سهڻي ڪلام سان آيت جو آخري ڪلمو ان تي اچي ويو. ان ۾ قابليت جو ڪو دخل نه هو. ڪلام جو زور خود پنهنجي آخري حصي کي ٻڌائي ڇڏيندو آهي، جيئن ڪڏهن ڪو شاعر نفيس مضمون پڙهندو آهي ته اهو مضمون پنهنجو قافيو ٻڌائي ڇڏيندو آهي ۽ ٻڌڻ وارا شاعر کان اڳ قافيو پڙهي ڇڏيندا آهن. انهن ۾ اهڙا ماڻهو به هوندا آهن جيڪي اهڙي شعر جوڙڻ تي هرگز قادر نه هوندا آهن. پوءِ قافيو جو ٻڌائڻ سندن قابليت نه آهي، بلڪ ڪلام جي قوت آهي ۽ هتي ته وحي ۽ نبي جي نور جي ڪري سيني ۾ روشني ايندي هئي. اهڙي طرح مجلس شريف کان جدا ٿيڻ ۽ مرتد ٿي وڃڻ کان پوءِ وري اهو هڪ اهڙي جملي ناهڻ تي به قادر نه ٿيو، جيڪو قرآني نظم سان ملي سگهي. آخرڪار زمانهء اقدس ۾ ئي مڪي جي فتح کان اڳ وري اسلام سان مشرف ٿيو.

و١٩٣ روحن قبض ڪرڻ لاءِ جهٽڪيندا ويندا آهن ۽ چوندا ويندا آهن.

و١٩٤ نبوت ۽ وحي جي ڪوڙي دعوىٰ ۽ الله جي لاءِ شريڪ ۽ گهر واري ۽ ٻار ٻڌائي.

و١٩٥ نه توهان سان گڏ مال آهي، نه مرتبو نه اولاد، جن جي محبت ۾ توهان ساري عمر گرفتار رهيؤ. نه اُهي بت، جن کي توهان پوڄيو. اڄ انهن مان ڪو به توهان جي ڪم نه آيو، هي قيامت جي ڏينهن ڪافرن



کي فرمايو ويندو. و١٩٦ ته اهي عبادت جي حقدار هجڻ ۾ الله جا شريڪ آهن (معاذالله). و١٩٧ ۽ تعلقات ٽٽي ويا، جماعت پکڙجي وئي. و١٩٨ توهان جون اهي سموريون ڪوڙيون دعوائون جيڪي توهان دنيا ۾ ڪندا هئا، باطل ٿي ويون. و١٩٩ توحيد ۽ نبوت جي بيان کان پوءِ الله تعالىٰ پنهنجي پوري قدرت، علم ۽ حڪمت جا دليل ذڪر فرمايا، ڇو ته تمام وڏو مقصد الله تعالىٰ ۽ سندس سمورين صفتن ۽ فعلن جي معرفت آهي ۽ هي ڄاڻڻ ته اهو ئي سمورين شين جو پيدا ڪندڙ آهي ۽ جيڪو اهڙو هجي، سو ئي عبادت جو حقدار ٿي سگهي ٿو، نه اهي بت، جن کي مشرڪ پوڄين ٿا. سُڪل داڻي ۽ ڪوڪڙيءَ کي چيري انهن مان ساوڪ ۽ وڻ پيدا ڪرڻ ۽ اهڙين پٿريلين زمينن ۾ انهن جي پاڙن کي جاري ڪرڻ جتي لوهي سيخ به ڪم نه ڪري سگهي. سندس قدرت جا ڪهڙا نه عجائبات آهن! و٢٠٠ جاندار ساوڪ کي بي جان داڻي ۽ ڪوڪڙيءَ مان ۽ انسان ۽ حيوان کي نطفي مان ۽ پکيءَ کي آني مان. و٢٠١ جاندار وڻ مان بي جان ڪوڪڙيءَ ۽ داڻي کي ۽ انسان ۽ حيوان مان نطفي کي ۽ پکيءَ مان آني کي. اهي سندس قدرت ۽ حڪمت جا عجائبات آهن. و٢٠٢ ۽ اهڙن دليلن قائم ٿيڻ کان پوءِ ڇو نه ايمان آڻيو ٿا ۽ موت کان پوءِ اٿڻ جو يقين نه ٿا رکو. جيڪو بي جان نطفي مان جاندار حيوان پيدا ڪري ٿو، تنهن جي قدرت کان مُئل کي جيئرو ڪرڻ ڇا پري آهي؟. و٢٠٣ جو مخلوق اُن ۾ آرام ڪري ٿي ۽ ڏينهن جي ٿڪاوٽ ۽ پس ماندگي کي آرام سان ختم ڪري ٿي ۽ رات جو سجاڳ زاهد اڪيلائيءَ ۾ پنهنجي رب جي عبادت مان آرام حاصل ڪن ٿا. و٢٠٤ جو انهن جي گهمڻ ڦرڻ سان عبادتن ۽ معاملن جا وقت معلوم ٿين.

نَّفْسٍ وَّاحِدَةٍ فَمُسْتَقَرٌّ وَّ مُسْتَوْدَعٌ ؕ قَدْ فَصَّلْنَا الْاٰيٰتِ لِقَوْمٍ

پيدا ڪيو ف۲۰۵ پوءِ ڪٿي ترهڻ وارو آهي ف۲۰۶ ۽ ڪٿي امانت رهڻ ف۲۰۷ بيشڪ اسان تفصيلوار آيتون بيان

يَّفْقَهُوْنَ ﴿۹۸﴾ وَهُوَ الَّذِیْۤ اَنْزَلَ مِنَ السَّمَآءِ مَآءً ۚ فَاَخْرَجْنَا بِهٖ نَبَاتَ

ڪري ڇڏيون سمجهڻ وارن جي واسطي. ۽ اهو ئي آهي جنهن آسمان مان پاڻي لاٿو پوءِ ان جي ذريعي اسان زمين مان هر جنس جي شيءِ

كُلِّ شَیْءٍ فَاَخْرَجْنَا مِنْهُ خَضِرًا نُّخْرِجُ مِنْهُ حَبًّا مُّتَرَاكِبًا ۚ وَ مِنَ

ڪڍي ف۲۰۸ اسان ان مان سبزي ڪڍي جنهن مان داڻا ڪڍون ٿا ته درته هڪبئي تي چڙهيل ۽

النَّخْلِ مِنْ طَلْعِهَا قِنْوَانٌ دَانِيَةٌ وَّ جَنّٰتٍ مِّنْ اَعْنَابٍ

کجيءَ جي ڇيڙن مان ويجها ويجها گوشا ۽ انگورن جا باغ

وَّالزَّيْتُوْنَ وَ الرُّمَّانَ مُشْتَبِهًا وَّ غَيْرَ مُتَشَابِهٍ ؕ اُنْظُرُوْۤا اِلٰى ثَمَرِهٖۤ

۽ زيتون ۽ ڏاڙهون ڪنهن صفت ۾ ملندڙ ۽ ڪنهن ڳالهه ۾ جدا ان جو ميوو ته ڏسو

اِذَاۤ اَثْمَرَ وَ يَنْعِهٖ ؕ اِنَّ فِیْ ذٰلِكُمْ لَاٰيٰتٍ لِّقَوْمٍ يُّؤْمِنُوْنَ ﴿۹۹﴾ وَجَعَلُوْا

جڏهن ڦري ۽ ان جو پچڻ. بيشڪ ان ۾ نشانيون آهن ايمان وارن جي واسطي. ف۲۰۹ ۽ الله جو

لِلّٰهِ شُرَكَآءَ الْجِنَّ وَ خَلَقَهُمْ وَ خَرَقُوْا لَهٗ بَنِيْنَ وَبَنٰتٍۭ بِغَيْرِ عِلْمٍ ؕ

شريڪ ٺاهيائون ف۲۱۰ جنن کي حالانڪ انهيءَ ئي ته جنن کي خلقيو ۽ ان لاءِ پُٽ ۽ ڌيئرون گهڙيائون جهالت مان

سُبْحٰنَهٗ وَ تَعٰلٰى عَمَّا يَصِفُوْنَ ﴿۱۰۰﴾ بَدِيْعُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ اَنّٰى

پاڪائي ۽ بلندي آهي کيس انهن ڳالهين کان. بغير ڪنهن نموني جي آسمان ۽ زمين پيدا فرمائيندڙ ان کي

يَكُوْنُ لَهٗ وَلَدٌ وَّلَمْ تَكُنْ لَّهٗ صَاحِبَةٌ ؕ وَخَلَقَ كُلَّ شَیْءٍ ۚ وَهُوَ

ٻار ڪٿان هجن حالانڪ ان کي زال ڪانهي ف۲۱۱ ۽ انهيءَ ئي ته هر شيءِ پيدا فرمائي ف۲۱۲ ۽ سڀ ڪجهه اهو

بِكُلِّ شَیْءٍ عَلِيْمٌ ﴿۱۰۱﴾ ذٰلِكُمُ اللّٰهُ رَبُّكُمْ ۚ لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۚ خَالِقُ كُلِّ

جاڻي ٿو. هيءُ آهي الله توهان جو رب ف۲۱۳ ۽ ان کان سواءِ ڪنهن جي بندگي نه آهي، هر شيءِ جو خالق

شَیْءٍ فَاعْبُدُوْهُ ۚ وَ هُوَ عَلٰى كُلِّ شَیْءٍ وَّكِيْلٌ ﴿۱۰۲﴾ لَا تُدْرِكُهُ

تنهن ڪري انهيءَ جي ئي عبادت ڪريو، اهو هر شيءِ تي نگهبان آهي ف۲۱۴ اکيون ان کي گهيري نه ٿيون

الْاَبْصَارُ ؗ وَهُوَ يُدْرِكُ الْاَبْصَارَ ۚ وَهُوَ اللَّطِيْفُ الْخَبِيْرُ ﴿۱۰۳﴾ قَدْ

سگهن ف۲۱۵ ۽ سمورين اکين سندس گهيري ۾ آهن ۽ اهو ئي آهي سمورو ڳجهو پورو خبردار.



ع ۱۲/۶ ۱۸

ف۲۰۵ يعني حضرت آدم مان.

ف۲۰۶ ماءُ جي پيٽ ۾ يا زمين جي مٿان.

ف۲۰۷ پيءُ جي پٺيءَ ۾ يا قبر جي اندر.

ف۲۰۸ پاڻي ساڳيو ۽ ان مان جيڪي شيون پيدا ٿيون اُهي قسمين قِسمين ۽ رنگارنگي.

ف۲۰۹ باوجود ان جي جو انهن قدرتي دليلن ۽ حڪمتي عجائبات ان انعام واڪرام، انهن نعمتن پيدا ڪرڻ ۽ عطا فرمائڻ جي گهُرُ هُئي ته ان ڪريم ۽ ڪارساز تي ايمان آڻن، ان جي بجاءِ بُت پُرستن هي ظلم ڪيو (جيڪو آيت ۾ اڳتي ذڪر ٿيل آهي).

ف۲۱۰ جو انهن جي اطاعت ڪري بُت پُرست ٿي ويا.

ف۲۱۱ ۽ عورت کان سواءِ اولاد نه ٿي ٿئي ۽ گهر واري سندس شان جي لائق نه آهي، ڇو ته ڪا به شيءِ سندس مثل نه آهي.

ف۲۱۲ پوءِ جيڪو آهي، سو ان جي مخلوق آهي ۽ مخلوق اولاد نه ٿي ٿي سگهي، پوءِ ڪنهن به مخلوق کي اولاد سڏڻ باطل آهي.

ف۲۱۳ جنهن جون صفتون ذڪر ٿيون ۽ جنهن جون اُهي صفتون هجن سوئي عبادت جو حقدار آهي.

ف۲۱۴ توڙي اهو رزق هجي يا موت يا حمل.

ف۲۱۵ مسئلا:- ادراڪ جي معنيٰ آهي ڏسڻ واري شيءِ جي پاسن ۽ حدن تي واقف ٿيڻ، انهيءَ کي احاطو (گهيري ۾ وٺڻ) چوندا آهن، ادراڪ جو اهوئي تفسير حضرت سعيد ابن مسيب ۽ حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهم کان نقل ٿيل آهي ۽ جمهور مفسر ادراڪ جو تفسير احاطي سان فرمائن ٿا ۽ احاطو ان شيءِ جو ٿي سگهي ٿو، جن جون حدون ۽ پاسا هجن، الله جي لاءِ حد ۽ طرف محال آهي، پوءِ سندس ادراڪ ۽ احاطو به ناممڪن آهي، اهو اهل سنت جو مذهب آهي. خارجي ۽ معتزله وغيره گمراهه فرقا ادراڪ ۽ رؤيت ۾ فرق نه ٿا ڪن، ان ڪري اُهي ان گمراهيءَ ۾ مبتلا ٿي ويا ته انهن ديدار الاهيءَ کي محال عقلي قرار ڏنو ان جي باوجود جو نفي رؤيت نفي علم کي مستلزم آهي ۽ جيڪڏهن نه ته نه. جيئن الله تعالیٰ سمورين موجودات جي خلاف ڪيفيت ۽ طرف کان سواءِ ڄاتو وڃي ٿو، ايئن ئي ڏسي به سگهجي ٿو، ڇو ته ٻيون موجودات ڪيفيت ۽ جهت کان سواءِ نه ٿيون ڏسي سگهجن. ان جو راز هيءُ آهي ته ڪنهن شيءِ کي ايئن ڏسڻ جيئن اهو ان کي ڄاڻي. پوءِ جيڪا شيءِ جهت واري هوندي، ان جي رؤيت ۽ ديد جهت ۾ هوندي ۽ جنهن جي لاءِ جهت نه هوندي، ان جي ديد سواءِ جهت جي هوندي. ديدار الاهي آخرت ۾ الله تعالیٰ جو ديدار مؤمنن جي لاءِ اهل سنت جو عقيدو آهي ۽ قرآن، حديث، اجماعِ صحابه ۽ سلفِ امت جي گهڻن دليلن سان ثابت آهي. قرآن ڪريم ۾ فرمايو ويو آهي ته وُجُوْهٌ يَّوْمَئِذٍ نَّاضِرَةٌ اِلٰى رَبِّهَا نَاظِرَةٌ. هن مان ثابت ٿيو ته قيامت جي ڏينهن مؤمنن کي سندن رب جو ديدار حاصل ٿيندو. ان کان سواءِ ٻين گهڻن آيتن ۽ گهڻين صحيح حديثن مان ثابت آهي. جيڪڏهن الله جو ديدار ناممڪن هجي ها ته پوءِ موسیٰ عليه السلام ديدار جو سوال نه فرمائين ها رَبِّ اَرِنِیْۤ اَنْظُرْ اِلَيْكَ ارشاد نه فرمائي ها ۽ جواب ۾ اِنِ اسْتَقَرَّ مَكَانَهٗ فَسَوْفَ تَرٰىنِیْ نه فرمايو وڃي ها. انهن دليلن مان ثابت ٿيو ته آخرت ۾ مؤمنن جي لاءِ الله جو ديدار شريعت ۾ ثابت آهي ۽ ان جو انڪار گمراهي آهي.

جَآءَكُمْ بَصَآئِرُ مِنْ رَّبِّكُمْ ۚ فَمَنْ اَبْصَرَ فَلِنَفْسِهٖ ۚ وَمَنْ عَمِيَ

توهان وٽ اکيون کوليندڙ دليل آيا توهان جي رب جي طرفان، پوءِ جنهن ڏٺو ته سندس ڀلو آهي، ۽ جيڪو انڌو ٿيو ته

فَعَلَيْهَا ۗ وَمَآ اَنَا عَلَيْكُمْ بِحَفِيْظٍ ﴿١٠٤﴾ وَكَذٰلِكَ نُصَرِّفُ الْاٰيٰتِ وَ

سندس نقصان ٿيو ۽ مان توهان تي نگهبان نه آهيان ۽ اسان اهڙي طرح نمو ني نموني جون آيتون بيان ڪيون ٿا ۽ وف ٢١٦

لِيَقُوْلُوْا دَرَسْتَ وَلِنُبَيِّنَهٗ لِقَوْمٍ يَّعْلَمُوْنَ ﴿١٠٥﴾ اِتَّبِعْ مَآ اُوْحِيَ

۽ هن جي ڪري ته ڪافر چيئي ويهن ته تون پڙهيو آهين ۽ هن لاءِ ته ان کي علم وارن تي واضح ڪيون. ان تي هل جو توکي

اِلَيْكَ مِنْ رَّبِّكَ ۚ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۚ وَاَعْرِضْ عَنِ الْمُشْرِكِيْنَ ﴿١٠٦﴾

تنهنجي رب جي طرفان وحي ٿئي ٿو وف ٢١٧ ان کان سواءِ ڪو به معبود نه آهي ۽ مشرڪن کان منهن موڙ. ۽ جي

وَلَوْ شَآءَ اللّٰهُ مَآ اَشْرَكُوْا ۗ وَمَا جَعَلْنٰكَ عَلَيْهِمْ حَفِيْظًا ۚ وَمَآ اَنْتَ

الله گهري ها ته اهي شرڪ نه ڪن ها ۽ اسان توهان کي انهن تي نگهبان نه ڪيو آهي. ۽ تون انهن تي

عَلَيْهِمْ بِوَكِيْلٍ ﴿١٠٧﴾ وَلَا تَسُبُّوا الَّذِيْنَ يَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ

وڪيل نه آهين. ۽ انهن کي گاريون نه ڏيو جن کي اهي الله کان سواءِ پوڄيندا آهن

فَيَسُبُّوا اللّٰهَ عَدْوًاۢ بِغَيْرِ عِلْمٍ ۗ كَذٰلِكَ زَيَّنَّا لِكُلِّ اُمَّةٍ عَمَلَهُمْ

جو ته اهي الله جي شان ۾ بي ادبي ڪندا زيادتي ۽ جهالت سان وف ٢١٨ اهڙي طرح اسان هر امت جا عمل سندن نظر ۾ چڱا

ثُمَّ اِلٰى رَبِّهِمْ مَّرْجِعُهُمْ فَيُنَبِّئُهُمْ بِمَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿١٠٨﴾ وَ

ڪري ڏيکاريا، پوءِ انهن کي پنهنجي رب جي طرف موٽڻو آهي، اهو انهن کي سندن عملن بابت ٻڌائيندو. ۽ انهن

اَقْسَمُوْا بِاللّٰهِ جَهْدَ اَيْمَانِهِمْ لَئِنْ جَآءَتْهُمْ اٰيَةٌ لَّيُؤْمِنُنَّ

الله جا قسم کنيا پنهنجي قسم ۾ پوري ڪوشش سان ته جيڪڏهن وٽن ڪا نشاني آئي ته ضرور ان تي ايمان آڻيندا

بِهَا ۗ قُلْ اِنَّمَا الْاٰيٰتُ عِنْدَ اللّٰهِ وَمَا يُشْعِرُكُمْ اَنَّهَآ اِذَا جَآءَتْ

توهان فرمايو نشانيون ته الله وٽ ئي آهن وف ٢١٩ ۽ توهان کي وف ٢٢٠ ڪهڙي خبر جو اهي نشانيون جڏهن اچن

لَا يُؤْمِنُوْنَ ﴿١٠٩﴾ وَنُقَلِّبُ اَفْـِٕدَتَهُمْ وَاَبْصَارَهُمْ كَمَا لَمْ

ته اهي ايمان نه آڻيندا. ۽ اسان ڦيرائي ڇڏيون ٿا انهن جي دل ۽ اکين کي وف ٢٢١ جيئن انهن

يُؤْمِنُوْا بِهٖٓ اَوَّلَ مَرَّةٍ وَّنَذَرُهُمْ فِيْ طُغْيَانِهِمْ يَعْمَهُوْنَ ﴿١١٠﴾ ع

پهرين پيري ايمان نه آندو هو ۽ وف ٢٢٢ انهن کي ڇڏي ڏيون ٿا جو پنهنجي سرڪشي ۾ ڀٽڪندا رهن.

وف ٢١٦ ته حجت لازم ٿئي.

وف ٢١٧ ۽ ڪافرن جي بيهوده ڳالهين جي طرف نه واجهايو هن ۾ حضور محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي تسڪين خاطر آهي ته توهان ڪافرن جي فضول ڳالهين کان ڏکويل نه ٿيو، اها انهن جي بدنصيبي آهي جو اهي اهڙن واضح دليلن مان فائدو حاصل نه ٿا ڪن.

وف ٢١٨ قتاده جو قول آهي ته مسلمان، ڪافرن جي بتن کي برو چوندا هئا ته جيئن ڪافرن کي نصيحت ٿئي ۽ اهي بت پرستي جي برائي کان خبردار ٿين. مگر انهن خدا کي نه سڃاتو ٿي ته جاهلن نصيحت قبول ڪرڻ جي بجاءِ الله جي شان ۾ بي ادبي سان زبان کولي. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي.

جيتوڻيڪ بتن کي برو چوڻ ۽ انهن جي حقيقت جو اظهار ڪرڻ طاعت ۽ ثواب آهي پر الله ۽ ان جي محبوب رسول صلى الله عليه وسلم جن جي شان ۾ ڪافرن جي برين ڳالهين کي روڪڻ جي لاءِ منع فرمايو ويو.

ابن انباريءَ جو قول آهي ته اهو حڪم پهرين زماني ۾ هو. جڏهن الله تعالیٰ اسلام کي قوت عطا فرمائي ته منسوخ ٿي ويو.

وف ٢١٩ اهو جڏهن چاهيندو آهي تڏهن اقتضا مطابق حڪمت نازل فرمائيندو آهي.

وف ٢٢٠ اي مسلمانو!

وف ٢٢١ حق کي مڃڻ ۽ ڏسڻ کان.

١٣ ع ١٠ ١٩ وف ٢٢٢ انهن نشانين تي جيڪي حضور محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي هٿ مبارڪ تي ظاهر ٿيون هيون جيئن شق القمر وغيره چٽا معجزا.

**وَلَوْ اَنَّنَا نَزَّلْنَآ اِلَيْهِمُ الْمَلٰٓئِكَةَ وَكَلَّمَهُمُ الْمَوْتٰى وَحَشَرْنَا**

۽ جيڪڏهن اسان انهن جي طرف ملائڪ لاهيون ها ف٢٢٣ ۽ مردا ساڻن ڳالهائن لڳن ها ۽ اسان هر شيءِ انهن

**عَلَيْهِمْ كُلَّ شَيْءٍ قُبُلًا مَّا كَانُوْا لِيُؤْمِنُوْآ اِلَّآ اَنْ يَّشَآءَ اللّٰهُ**

جي آڏو ڪٺي رکون ها تڏهن به اهي ايمان آڻڻ وارا نه هئا ف٢٢٤ مگر هيءَ ته خدا گهري ها ف٢٢٥

**وَلٰكِنَّ اَكْثَرَهُمْ يَجْهَلُوْنَ ﴿۱۱۱﴾ وَكَذٰلِكَ جَعَلْنَا لِكُلِّ نَبِيٍّ عَدُوًّا**

پر انهن مان گهڻا صفا جاهل آهن. ف٢٢٦ ۽ اهڙيءَ طرح اسان هر نبي جي واسطي دشمن ڪيا آهن

**شَيٰطِيْنَ الْاِنْسِ وَالْجِنِّ يُوْحِيْ بَعْضُهُمْ اِلٰى بَعْضٍ زُخْرُفَ**

ماڻهن ۽ جنن جي قسمن مان شيطان جو انهن مان هڪڙو ٻئي تي مخفي طرح ٺڳيءَ جي ٺوٺ بناوٽي ڳالهه

**الْقَوْلِ غُرُوْرًا ؕ وَلَوْ شَآءَ رَبُّكَ مَا فَعَلُوْهُ فَذَرْهُمْ وَمَا**

ف٢٢٧ ڏوکي جي واسطي ۽ توهان جو رب چاهي ها ته اهي ائين نه ڪن ها ف٢٢٨ پوءِ انهن کي سندن بناوٽن

**يَفْتَرُوْنَ ﴿۱۱۲﴾ وَلِتَصْغٰٓى اِلَيْهِ اَفْـِٕدَةُ الَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ**

تي ڇڏي ڏي. ف٢٢٩ ۽ هن لاءِ ته ان ف٢٣٠ جي طرف انهن جون دليون جهڪن جن جو آخرت تي ايمان

**بِالْاٰخِرَةِ وَلِيَرْضَوْهُ وَلِيَقْتَرِفُوْا مَا هُمْ مُّقْتَرِفُوْنَ ﴿۱۱۳﴾ اَفَغَيْرَ**

نه آهي ۽ هن لاءِ ته ان کي پسند ڪن ۽ گناهه ڪمائن جيڪي گناهه انهن کي ڪرڻا آهن. پوءِ ڇا مان الله

**اللّٰهِ اَبْتَغِيْ حَكَمًا وَّهُوَ الَّذِيْٓ اَنْزَلَ اِلَيْكُمُ الْكِتٰبَ مُفَصَّلًا ؕ**

کان سواءِ ڪنهن ٻي جو فيصلو طلب ڪيان حالانڪ اهو ئي آهي جنهن توهان جي طرف تفصيلوار ڪتاب لاٿو ف٢٣١

**وَالَّذِيْنَ اٰتَيْنٰهُمُ الْكِتٰبَ يَعْلَمُوْنَ اَنَّهٗ مُنَزَّلٌ مِّنْ رَّبِّكَ**

جن کي اسان ڪتاب ڏنو اهي ڄاڻن ٿا ته هيءُ تنهنجي رب جي طرف کان سچو نازل ٿيل

**بِالْحَقِّ فَلَا تَكُوْنَنَّ مِنَ الْمُمْتَرِيْنَ ﴿۱۱۴﴾ وَتَمَّتْ كَلِمَتُ رَبِّكَ**

آهي ف٢٣٢ پوءِ اي ٻڌندڙ تون هرگز شڪ ڪندڙن مان نه ٿيءُ ۽ پوري آهي تنهنجي رب جي ڳالهه سچ ۽

**صِدْقًا وَّعَدْلًا ؕ لَا مُبَدِّلَ لِكَلِمٰتِهٖ ۚ وَهُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ ﴿۱۱۵﴾ وَاِنْ**

انصاف ۾ ان جي ڳالهين کي ڪو مٽائڻ وارو ڪونهي ف٢٣٣ ۽ اهو ئي آهي ٻڌندڙ ڄاڻندڙ ۽ اي ٻڌندڙ

**تُطِعْ اَكْثَرَ مَنْ فِي الْاَرْضِ يُضِلُّوْكَ عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ؕ اِنْ**

زمين ۾ گهڻا اهي آهن جن جي چوڻ تي جيڪڏهن تون هلين ته توکي الله جي راهه کان ڀٽڪائي ڇڏين، اهي



ف٢٢٣ شان نزول :- ابن جرير جو قول آهي ته هيءَ آيت ٺٺولي ڪرڻ وارن قريشن جي حق ۾ نازل ٿي. انهن محبوب پاڪ صاحب لولاڪ سيّد عالم صلى الله عليه وسلم جن کي چيو هو ته اي محمد (صلى الله تعالیٰ عليه وسلم)! توهان اسان جي مُئلن کي اٿاريو، اسان انهن کان معلوم ڪريون ته توهان جيڪي فرمايو ٿا، سو حق آهي يا نه، ۽ اسان کي ملائڪ ڏيکاريو، جيڪي توهان جي رسول هجڻ جي شاهدي ڏين يا الله کي ۽ ملائڪن کي اسان جي سامهون آڻيو. ان جي جواب ۾ هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي.

ف٢٢٤ اهي بدبخت آهن.

ف٢٢٥ ان جي جيڪا مشيت هوندي آهي، اهو ئي ٿيندو آهي. جيڪي ان جي علم ۾ نيڪ بخت آهن، اهي ايمان سان مشرف ٿين ٿا.

ف٢٢٦ نه ٿا ڄاڻن ته اهي ماڻهو اهي سڀ نشانيون بلڪ ان کان زياده ڏسي به ايمان آڻڻ وارا نه آهن. (جمل ۽ مدارڪ)

ف٢٢٧ يعني اغوا ڪرڻ جي لاءِ وسوسي ۽ فريب جون ڳالهيون.

ف٢٢٨ پر الله تعالیٰ پنهنجي ٻانهن مان جنهن کي چاهيندو آهي، ان کي امتحان ۾ وجهندو آهي ته جيئن ان جي محنت تي صبر سان هجڻ ظاهر ٿي وڃي ته اهو گهڻي ثواب حاصل ڪرڻ وارو آهي.

ف٢٢٩ الله انهن کي بدلو ڏيندو، خوار ڪندو ۽ توهان جي مدد فرمائيندو.

ف٢٣٠ هن ڏاڍو ڳالهه.

ف٢٣١ يعني قرآن شريف، جنهن ۾ امر ۽ نهي، واعدا وعيد، حق ۽ باطل جو فيصلو، منهنجي سچائيءَ جي شاهدي ۽ توهان جي بهتان جو بيان آهي.

شان نزول :- حضور پُرنور محبوب سرور ڪونين صلى الله عليه وآله وسلم جن کي مُشرڪ چوندا هئا ته توهان اسان جي ۽ پنهنجي وچ ۾ هڪ حڪم مقرر ڪريو. انهن جي جواب ۾ هيءَ آيت نازل ٿي.

ف٢٣٢ ڇو ته انهن وٽ ان جا دليل آهن.

ف٢٣٣ نه ڪو ان جي قضا جي تبديل ڪرڻ وارو آهي نه حڪم جي رد ڪرڻ وارو ۽ نه ان جو واعدو خلاف ٿي سگهي ٿو.

ڪن مفسرن فرمايو ته جڏهن ڪلام پورو هجي ته پوءِ اهو نقص ۽ تبديليءَ جي قابل نه آهي ۽ اهو قيامت تائين تحريف ۽ تبديليءَ کان محفوظ آهي. ڪي مفسر فرمائن ٿا ته معنيٰ هيءَ آهي ته ڪنهن جي قدرت نه آهي جو قرآن پاڪ ۾ ڦيرڦار ڪري سگهي. ڇو ته الله تعالیٰ ان جي حفاظت جو ضامن آهي (تفسير ابوالسعود).

يَتَّبِعُوْنَ اِلَّا الظَّنَّ وَاِنْ هُمْ اِلَّا يَخْرُصُوْنَ ﴿۱۱۶﴾ اِنَّ رَبَّكَ هُوَ

فقط گمان جي پٺيان آهن ف۲۳۴ ۽ فقط اٽڪل ۽ ڏڪن کان ڪم وٺندا آهن . ف۲۳۵ تنهنجو رب چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو

اَعْلَمُ مَنْ يَّضِلُّ عَنْ سَبِيْلِهٖ ۚ وَهُوَ اَعْلَمُ بِالْمُهْتَدِيْنَ ﴿۱۱۷﴾ فَكُلُوْا

ته ڪير ٿو ٿڪي ويو سندس واٽ کان ۽ اهو خوب ڄاڻي ٿو هدايت وارن کي . پوءِ ان مان کائو

مِمَّا ذُكِرَ اسْمُ اللّٰهِ عَلَيْهِ اِنْ كُنْتُمْ بِاٰيٰتِهٖ مُؤْمِنِيْنَ ﴿۱۱۸﴾ وَمَا

جنهن تي الله جو نالو ورتو ويو ف۲۳۶ جيڪڏهن توهان ان جون آيتون مڃيو ٿا . ۽ تو هان کي

لَكُمْ اَلَّا تَاْكُلُوْا مِمَّا ذُكِرَ اسْمُ اللّٰهِ عَلَيْهِ وَقَدْ فَصَّلَ لَكُمْ مَّا

ڇا ٿيو جو ان مان نه کائو جنهن ف۲۳۷ تي الله جو نالو ورتو ويو ، اهو اوهان کي مُفصل ٻڌائي ڇڪو جو

حَرَّمَ عَلَيْكُمْ اِلَّا مَا اضْطُرِرْتُمْ اِلَيْهِ ۗ وَاِنَّ كَثِيْرًا لَّيُضِلُّوْنَ

ڪجهه توهان تي حرام ٿيو ف۲۳۸ مگر جڏهن توهان کي ان لاءِ سخت لاچار هجي ف۲۳۹ ۽ بيشڪ گهڻيئي پنهنجي

بِاَهْوَآئِهِمْ بِغَيْرِ عِلْمٍ ۗ اِنَّ رَبَّكَ هُوَ اَعْلَمُ بِالْمُعْتَدِيْنَ ﴿۱۱۹﴾

خواهشن سان گمراهه ڪندا آهن بنا علم جي ، بيشڪ تنهنجو رب حد کان لنگهندڙن کي خوب ڄاڻي ٿو

وَذَرُوْا ظَاهِرَ الْاِثْمِ وَبَاطِنَهٗ ۗ اِنَّ الَّذِيْنَ يَكْسِبُوْنَ الْاِثْمَ

۽ ڇڏي ڏيو کليل گناهه ۽ لڪل گناهه ، بيشڪ جيڪي گناهه ڪمائيندا آهن عنقريب پنهنجي

سَيُجْزَوْنَ بِمَا كَانُوْا يَقْتَرِفُوْنَ ﴿۱۲۰﴾ وَلَا تَاْكُلُوْا مِمَّا لَمْ يُذْكَرِ

ڪمائي جي سزا ڏسندا . ۽ ان مان نه کائو جنهن تي الله جو نالو

اسْمُ اللّٰهِ عَلَيْهِ وَاِنَّهٗ لَفِسْقٌ ۗ وَاِنَّ الشَّيٰطِيْنَ لَيُوْحُوْنَ اِلٰٓى

نه ورتو ويو ف۲۴۰ ۽ بيشڪ اهو نافرماني آهي ۽ بيشڪ شيطان پنهنجي دوستن جي دلين ۾

اَوْلِيٰٓئِهِمْ لِيُجَادِلُوْكُمْ ۚ وَاِنْ اَطَعْتُمُوْهُمْ اِنَّكُمْ لَمُشْرِكُوْنَ ﴿۱۲۱﴾

خيال وجهندا آهن ته اهي توهان سان جهيڙو ڪن ۽ جيڪڏهن توهان انهن جو چيو ڪيو ته توهان ف۲۴۱ مشرڪ آهيو ف۲۴۲

اَوَمَنْ كَانَ مَيْتًا فَاَحْيَيْنٰهُ وَجَعَلْنَا لَهٗ نُوْرًا يَّمْشِيْ بِهٖ فِى

۽ ڇا اهو جيڪو مُئل هو پوءِ اسان ان کي جيئرو ڪيو ف۲۴۳ ۽ ان کي هڪ روشني ڏني سي ف۲۴۴ جنهن سان ماڻهن ۾ هلي ٿو

النَّاسِ كَمَنْ مَّثَلُهٗ فِى الظُّلُمٰتِ لَيْسَ بِخَارِجٍ مِّنْهَا ۗ كَذٰلِكَ

ف۲۴۵ اهو ان جهڙو ٿي ويندو جيڪو اونداهين ۾ آهي ف۲۴۶ جنهن مان نڪرندڙ نه آهي ، اهڙيءَ طرح



ف۲۳۴ پنهنجن جاهل ۽ گمراهه ابن ڏاڏن جي تقليد ڪن ٿا ۽ بصيرت ۽ حق شناسيءَ کان محروم آهن .

ف۲۳۵ ته ڇا حلال آهي ۽ ڇا حرام آهي ۽ اٽڪل سان ڪا شيءِ حلال ۽ حرام نه ٿي ٿئي . جنهن کي الله ۽ ان جي محبوب رسول صلى الله عليه وسلم حلال ڪيو اهو حلال ۽ جنهن کي حرام ڪيو سو حرام آهي .

ف۲۳۶ يعني جيڪو الله جي نالي تي ذبح ڪيو ويو نه اهو جيڪو پنهنجي موت مُئو يا ٻُتن جي نالي تي ذبح ڪيو ويو نه اهو حرام آهي . حلت (حلال هجڻ) الله جي نالي تي ذبح ٿيڻ سان متعلق آهي . هي مُشرڪن جي ان اعتراض جو جواب آهي ، جيڪو انهن مسلمانن تي ڪيو هو ته توهان پنهنجو قتل ڪيل ته کائو ٿا ۽ الله جو ماريل ( يعني جيڪو پنهنجي موت مَري ، تنهن ) کي حرام ڄاڻو ٿا .

ف۲۳۷ ذبح ڪيل .

ف۲۳۸ مسئلو :- هن مان ثابت ٿيو ته حرام شين جو تفصيل سان ذڪر ٿيڻ ۽ حُرمت جي ثبوت لاءِ حُرمت جو حڪم درڪار آهي ، ۽ جنهن شيءِ تي شريعت ۾ حُرمت جو حڪم نه هجي ، سا مباح آهي .

ف۲۳۹ پوءِ مجبوريءَ جي وقت ضرورت جيترو جائز آهي .

ف۲۴۰ ذبح جي وقت نه تحقيقًا نه تقديرًا ، توڙي هن طرح ته اهو جانور پنهنجي موت مري ويو هجي يا هن طرح ته ان کي بِسْمِ اللّٰہ کان سواءِ غير خدا جي نالي تي ذبح ڪيو ويو هجي ، سي سڀ حرام آهن ، پر جتي ذبح ڪرڻ وارو مسلمان ذبح جي وقت بِسْمِ اللّٰهِ اَللّٰهُ اَكْبَرُ چوڻ وساري ويو ته اها ذبح جائز آهي . هتي ذڪر تقديري آهي ، جيئن حديث شريف ۾ آيل آهي .

ع ۱۴ ۱۱ ۱

ف۲۴۱ ۽ الله جي حرام ڪيل کي حلال ڄاڻو .

ف۲۴۲ ڇو ته دين ۾ الله جي حڪم کي ڇڏي ٻئي جو حڪم مڃڻ ۽ الله سائين کان سواءِ ٻئي کي حاڪم قرار ڏيڻ شرڪ آهي .

ف۲۴۳ مُئل مان ڪافر ۽ زنده مان مؤمن مراد آهي ، ڇو ته ڪفر دلين جي لاءِ موت آهي ۽ ايمان زندگي آهي .

ف۲۴۴ نُور مان ايمان مراد آهي ، جنهن جي بدولت ماڻهو ڪفر جي اونداهين کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري ٿو . قتاده جو قول آهي : ته نور مان ڪتاب الله يعني قرآن پاڪ مراد آهي . ف۲۴۵ ۽ بينائي حاصل ڪري سچي واٽ جي تميز ڪري وٺي ٿو . ف۲۴۶ ڪفر ، جهل ۽ باطني اونداهي ، ڀوڳهڪ هي مثال آهي جنهن ۾ مؤمن ۽ ڪافر جو حال بيان فرمايو ويو آهي ته هدايت وٺڻ وارو مؤمن ان مُئل وانگر آهي ، جنهن زندگي ورتي ۽ ان کي نُور مليو ، جنهن سان اهو مقصد واري واٽ لهي ٿو ، ۽ ڪافر ان وانگر آهي ، جيڪو قسم قسم جي اونداهين ۾ گرفتار ٿيو ۽ انهن مان نه نڪري سگهي . هميشه حيرت ۾ مبتلا رهي ، هي ٻئي مثال هر مؤمن ۽ ڪافر جي لاءِ عام آهن ، جيتوڻيڪ حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما جي قول مطابق شان نزول هيءُ آهي ته هڪ ڏينهن ابوجهل ، محبوب سائين جن جي طرف ڪا پليت شيءِ اڇلائي ، تنهن ڏينهن حضرت امير حمزه رضى الله تعالىٰ عنه شڪار تي ويل هو . جڏهن شڪار کان واپس پهتو ته ، بر وقت ڪيس ماڻهن ان واقعي جي خبر ڏني ( ان وقت تائين ايمان سان مُشرف نه ٿيو هو ، تنهن هوندي به ) اها خبر ٻڌي ڪيس گهڻو غصو آيو ۽ ابوجهل تي چڙهي ويو ، اُن کي ڪمان سان مارڻ لڳو ، تڏهن ابوجهل عاجزي ۽ خوشامد ڪندي چوڻ لڳو ، اي ابويعلىٰ ! (حضرت امير حمزه جي ابويعلىٰ ڪنيت آهي) ڇا ! تو نه ڏٺو ته محمد (مصطفىٰ صلى الله عليه وسلم) ڪهڙو دين آندو ۽ اُن اسان جي معبودن کي برو چيو ۽ اسان جي ابن ڏاڏن جي مخالفت ڪيائين ۽ اسان کي بدعقل چيائين . اُن تي حضرت امير حمزه فرمايو ته توهان جي برابر بدعقل ٻيو ڪير آهي جو الله سائين کي ڇڏي پٿرن کي پوڄيو ٿا . آءٌ شاهدي ٿو ڏيان ته الله سائين کان سواءِ ٻيو ڪو به معبود نه آهي ۽ مان شاهدي ڏيان ٿو ته حضور پرنور محبوب حضرت محمد مصطفىٰ احمد مجتبىٰ صلى الله عليه وسلم الله جو رسول آهي ، انهيءَ ئي وقت حضرت امير حمزه اسلام آندو . اُن تي هيءَ آيت نازل ٿي . هاڻ ڏسو ته حضرت امير حمزه رضى الله تعالىٰ عنه جو حال ، پهرين ان جي مشابهه آهي جيڪو مُئل هو ، ايمان نه رکڻ سبب ، پوءِ الله تعالىٰ کيس ايمان جي سعادت بخشي ۽ باطني نور عطا فرمائي زنده فرمايو ۽ ابوجهل جو اهوئي حال رهيو ته اهو ڪفر ۽ جهالت جي اونداهين ۾ گرفتار (مُئل ئي) رهيو ۽ .

زُيِّنَ لِلْكٰفِرِيْنَ مَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿١٢٢﴾ وَكَذٰلِكَ جَعَلْنَا فِيْ كُلِّ
كافرن جي نظر ۾ سندن عمل سُٺا ڪيا ويا آهن. ۽ اهڙيءَ طرح اسان هر ڳوٺ ۾ ان جي

قَرْيَةٍ اَكٰبِرَ مُجْرِمِيْهَا لِيَمْكُرُوْا فِيْهَا ۭ وَمَا يَمْكُرُوْنَ اِلَّا بِاَنْفُسِهِمْ
ڏوهارين جا آڳواڻ پيدا ڪيا آهن جو ان ۾ چال هلن و٢٤٧ ۽ پنهنجي نقصان ۾ ئي چال اختيار ڪن ٿا

وَمَا يَشْعُرُوْنَ ﴿١٢٣﴾ وَاِذَا جَاۗءَتْهُمْ اٰيَةٌ قَالُوْا لَنْ نُّؤْمِنَ حَتّٰى
۽ انهن کي شعور نه آهي. و٢٤٨ جڏهن انهن وٽ ڪا نشاني اچي ٿي چوندا آهن ته اسان هرگز ايمان نه آڻينداسين ايستائين

نُؤْتٰى مِثْلَ مَآ اُوْتِيَ رُسُلُ اللّٰهِ ۘ اَللّٰهُ اَعْلَمُ حَيْثُ يَجْعَلُ
جو اسان کي ان جو مثل نه ملي جيڪو الله جي رسولن کي مليو و٢٤٩ الله بهتر ڄاڻي ٿو جتي پنهنجي رسالت رکي

رِسَالَتَهٗ ۭ سَيُصِيْبُ الَّذِيْنَ اَجْرَمُوْا صَغَارٌ عِنْدَ اللّٰهِ وَعَذَابٌ
و٢٥٠ عنقريب مجرمن کي الله وٽ ذلت ملندي ۽ سخت عذاب

شَدِيْدٌۢ بِمَا كَانُوْا يَمْكُرُوْنَ ﴿١٢٤﴾ فَمَنْ يُّرِدِ اللّٰهُ اَنْ يَّهْدِيَهٗ يَشْرَحْ
سندن مڪر جي بدلي. ۽ جنهن کي الله وات ڏيکارڻ چاهي ان جو سينو اسلام جي واسطي

صَدْرَهٗ لِلْاِسْلَامِ ۚ وَمَنْ يُّرِدْ اَنْ يُّضِلَّهٗ يَجْعَلْ صَدْرَهٗ ضَيِّقًا
کولي ڇڏيندو آهي و٢٥١ ۽ جنهن کي گمراهه ڪرڻ چاهي ان جو سينو تنگ خوب رکيل ڪري ڇڏيندو آهي

حَرَجًا كَاَنَّمَا يَصَّعَّدُ فِي السَّمَاۗءِ ۭ كَذٰلِكَ يَجْعَلُ اللّٰهُ الرِّجْسَ
و٢٥٢ جيئن ڪنهن جي زبردستي آسمان تي چڙهي رهيو هجي. الله اهڙيءَ طرح عذاب ڏيندو آهي

عَلَى الَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ ﴿١٢٥﴾ وَهٰذَا صِرَاطُ رَبِّكَ مُسْتَقِيْمًا ۭ قَدْ
ايمان نه آڻيندڙن کي. ۽ هيءَ و٢٥٣ تنهنجي رب جي سڌي وات آهي. اسان آيتون

فَصَّلْنَا الْاٰيٰتِ لِقَوْمٍ يَّذَّكَّرُوْنَ ﴿١٢٦﴾ لَهُمْ دَارُ السَّلٰمِ عِنْدَ رَبِّهِمْ
کولي بيان ڪري ڇڏيون نصيحت پرائيندڙن لاءِ. انهن جي واسطي سلامتيءَ جو گهر آهي سندن رب وٽ

وَهُوَ وَلِيُّهُمْ بِمَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿١٢٧﴾ وَيَوْمَ يَحْشُرُهُمْ جَمِيْعًا ۚ
۽ اهو سندن سائين آهي هي قل آهي سندن عملن جو. ۽ جنهن ڏينهن انهن سڀني کي اٿاريندو ۽ فرمائيندو

يٰمَعْشَرَ الْجِنِّ قَدِ اسْتَكْثَرْتُمْ مِّنَ الْاِنْسِ ۚ وَقَالَ اَوْلِيٰۗؤُهُمْ
اي جنن جي جماعت! توهان تمام گهڻا ماڻهو گهيري ورتا و٢٥٤ ۽ انهن جا دوست ماڻهو عرض ڪندا

وقف لازم وقف منزل

و٢٤٧ ۽ قِسم قِسم جي حيلن، فريبن ۽ مَڪرن سان ماڻهن کي ڏوکو ڏيڻ ۽ باطل کي رواج ڏيڻ جي ڪوشش ڪن ٿا.

و٢٤٨ ته ان جو وبال انهن تي پوي ٿو.

و٢٤٩ يعني جيستائين اسان وٽ وحي نه اچي ۽ اسان کي نبي نه بنايو وڃي.

شان نزول :- وليد بن مغيره چيو هو ته جيڪڏهن نبوت حق هجي ته مان ان جو وڌيڪ حقدار آهيان، ڇو ته منهنجي عمر سيد عالم (صلى الله عليه وسلم) جن کان وڌيڪ آهي ۽ مال ۾ وڌيڪ آهي، ان تي هي آيت نازل ٿي.

و٢٥٠ يعني الله سائين ڄاڻي ٿو ته نبوت جي اهليت ۽ حقداري ڪنهن کي آهي ۽ ڪنهن کي ڪانهي. عمر ۽ مال جي ڪري ڪو نبوت جو حقدار نه ٿو ٿي سگهي ۽ اهي نبوت جا طلبگار ته محض حسد جي ڪري آهن ۽ مڪر، بد عهدي وغيره جهڙن بڇڙن فعلن ۽ ذليل خصلتن ۾ مبتلا آهن. ڪٿي اهي ۽ ڪٿي نبوت جو مقدس ۽ عالي منصب!!!

و٢٥١ ان کي ايمان جي توفيق ڏئي ٿو ۽ ان جي دل ۾ روشني پيدا ڪري ٿو.

و٢٥٢ ته جيئن ان ۾ علم ۽ توحيد ۽ ايمان جي دليلن جي گنجائش نه ٿئي. پوءِ ان جي اهڙي حالت ٿئي ٿي جو جڏهن ان کي ايمان جي دعوت ڏني وڃي ٿي ۽ اسلام جي طرف سڏيو وڃي ٿو ته ان تي نهايت ڳرو ٿئي ٿو ۽ ان کي گهڻو سخت معلوم ٿئي ٿو.

و٢٥٣ دينِ اسلام.

و٢٥٤ انهن کي ڀينلايو ۽ اغوا ڪيو.

مِّنَ الْاِنْسِ رَبَّنَا اسْتَمْتَعَ بَعْضُنَا بِبَعْضٍ وَّ بَلَغْنَآ اَجَلَنَا

اي اسان جا رب اسان ۾ هڪڙن ٻين کان فائدو ورتو وف٢٥٥ ۽ اسان پنهنجي انهي مدت کي پهچي وياسي جيڪا تو اسان

الَّذِیْٓ اَجَّلْتَ لَنَا ؕ قَالَ النَّارُ مَثْوٰىكُمْ خٰلِدِیْنَ فِیْهَآ اِلَّا مَا

لاءِ مقرر فرمائي هئي وف٢٥٦ فرمائيندو ته باه آهي توهان جو ٽڪاڻو، هميشه ان ۾ رهو، مگر جنهن کي خدا گهري وف٢٥٧

شَآءَ اللّٰهُ ؕ اِنَّ رَبَّكَ حَكِیْمٌ عَلِیْمٌ ﴿۱۲۸﴾ وَكَذٰلِكَ نُوَلِّیْ بَعْضَ

اي محبوب بيشڪ تنهنجو رب حڪمت وارو علم وارو آهي. ۽ اهڙيءَ طرح اسان ظالمن مان هڪڙن کي ٻين تي

الظّٰلِمِیْنَ بَعْضًۢا بِمَا كَانُوْا یَكْسِبُوْنَ ﴿۱۲۹﴾ ع یٰمَعْشَرَ الْجِنِّ وَالْاِنْسِ اَلَمْ

مسلط ڪندا آهيون سندن ڪرتوتن جي بدلي وف٢٥٨ اي جنن ۽ انسانن جي جماعت ! ڇا توهان وٽ

یَاْتِكُمْ رُسُلٌ مِّنْكُمْ یَقُصُّوْنَ عَلَیْكُمْ اٰیٰتِیْ وَیُنْذِرُوْنَكُمْ لِقَآءَ

توهان منجهان رسول نه آيا هئا توهان تي منهنجون آيتون پڙهندي ۽ ڊيڄاريندي هن ڏينهن جي وف٢٥٩

یَوْمِكُمْ هٰذَا ؕ قَالُوْا شَهِدْنَا عَلٰۤى اَنْفُسِنَا وَغَرَّتْهُمُ الْحَیٰوةُ

ڏسڻ کان وف٢٦٠ چوندا اسان پنهنجي جان تي پاڻ شاهدي ڏني وف٢٦١ ۽ انهن کي دنيا جي زندگي

الدُّنْیَا وَشَهِدُوْا عَلٰۤى اَنْفُسِهِمْ اَنَّهُمْ كَانُوْا كٰفِرِیْنَ ﴿۱۳۰﴾ ذٰلِكَ

ڌوڪو ڏنو ۽ پاڻ ئي پاڻ شاهدي ڏيندا ته برابر هئي ڪافر هئا. وف٢٦٢ اهو ان ڪري وف٢٦٣

اَنْ لَّمْ یَكُنْ رَّبُّكَ مُهْلِكَ الْقُرٰى بِظُلْمٍ وَّ اَهْلُهَا غٰفِلُوْنَ ﴿۱۳۱﴾

ته تنهنجو رب ڳوٺن کي وف٢٦٤ ظلم سان تباهه نه ٿو ڪري جو انهن ڳوٺن جا ماڻهو بي خبر هجن. وف٢٦٥

وَلِكُلٍّ دَرَجٰتٌ مِّمَّا عَمِلُوْا ؕ وَمَا رَبُّكَ بِغَافِلٍ عَمَّا یَعْمَلُوْنَ ﴿۱۳۲﴾

۽ هر هڪ جي واسطي وف٢٦٦ درجا آهن سندن عملن سبب ۽ تنهنجو رب انهن جي عملن کان بي خبر نه آهي.

وَرَبُّكَ الْغَنِیُّ ذُو الرَّحْمَةِ ؕ اِنْ یَّشَاْ یُذْهِبْكُمْ وَیَسْتَخْلِفْ مِنْۢ

۽ اي محبوب تنهنجو رب بي نياز رحم وارو آهي- اي انسانو اهو چاهي ته توهان کي ختم ڪري وف٢٦٧ ۽ جنهن کي گهري توهان

بَعْدِكُمْ مَّا یَشَآءُ كَمَاۤ اَنْشَاَكُمْ مِّنْ ذُرِّیَّةِ قَوْمٍ اٰخَرِیْنَ ﴿۱۳۳﴾ ؕ اِنَّ

جي جاءِ تي آڻي جيئن توهان کي ٻين جي اولاد مان پيدا فرمايائين. وف٢٦٨ بيشڪ جنهن جو

مَا تُوْعَدُوْنَ لَاٰتٍ ۙ وَّمَاۤ اَنْتُمْ بِمُعْجِزِیْنَ ﴿۱۳۴﴾ قُلْ یٰقَوْمِ اعْمَلُوْا

توهان سان واعدو ڪيو وڃي ٿو وف٢٦٩ ضرور اچڻو آهي، ۽ توهان عاجز نه ٿا ڪري سگهو. تون فرمايو اي منهنجي قوم



وف٢٥٥ هن طرح ته انسان انهن کان شهوتن ۽ گناهن ۾ مدد ورتي ۽ جنن انسانن کي پنهنجو تابعدار بڻايو، آخرڪار ان جو نتيجو ورتو.

وف٢٥٦ وقت گذري ويو، قيامت جو ڏينهن اچي ويو، پرحسرت رهجي ويئي.

وف٢٥٧ حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته هي استثنیٰ ان قوم جي طرف ورندڙ آهي، جن جي نسبت علم الاهيءَ ۾ آهي ته اهي اسلام آڻيندا ۽ محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي تصديق ڪندا ۽ جهنم کان ٻاهر ڪڍيا ويندا.

ع ١٥ ٨ ٢

وف٢٥٨ حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته الله تعالیٰ جڏهن ڪنهن قوم جي ڀلائي چاهيندو آهي ته چڱن کي انهن تي مسلط ڪندو آهي، برائي چاهيندو آهي ته بڇڙن کي، ان مان نتيجو نڪري ٿو ته جيڪا قوم ظالم هوندي آهي، ان تي بادشاهه به ظالم مسلط ڪيو ويندو آهي. پوءِ جيڪي ان ظالم جي ظلم جي چنبي کان ڇوٽڪارو گهرن ته انهن کي گهرجي ته پاڻ ظلم ڇڏي ڏين.

وف٢٥٩ يعني قيامت جي ڏينهن.

وف٢٦٠ ۽ الله جي عذاب جو خوف ڏيارڻ پيا.

وف٢٦١ ڪافر، جن ۽ انسان اقرار ڪندا ته وٽن رسول آيا ۽ انهن زباني پيغام پهچايو ۽ ان ڏينهن جي پيش ايندڙ حالتن جو خوف ڏيارڻ، ليڪن ڪافرن انهن کي ڪوڙو ڄاتو ۽ انهن تي ايمان نه آندو. ڪافرن جا اهوا اقرار ان وقت هوندو جڏهن سندن عضوا ۽ جوارح سندن شرڪ ۽ ڪفر جي شاهدي ڏيندا.

وف٢٦٢ قيامت جو ڏينهن تمام گهڻو وڏو ٿيندو ۽ ان ۾ گهڻيون مختلف حالتون پيش اينديون. جڏهن ڪافر، مؤمنن جي انعام ۽ اڪرام، عزت ۽ منزلت کي ڏسندا ته پنهنجي ڪفر ۽ شرڪ کان انڪاري ٿي ويندا ۽ هن خيال سان ته شايد انڪار ڪرڻ سان ڪجهه بچي، اهي چوندا ته وَاللّٰهِ رَبِّنَا مَا كُنَّا مُشْرِكِیْنَ. يعني خدا جو قسم! اسين مشرڪ نه هئاسين، ان وقت انهن جي واتن تي مهرون هنيون وينديون ۽ سندن عضوا سندن ڪفر ۽ شرڪ جي شاهدي ڏيندا، انهيءَ جي نسبت هن آيت ۾ ارشاد ٿيو ته وَشَهِدُوْا عَلٰۤى اَنْفُسِهِمْ اَنَّهُمْ كَانُوْا كٰفِرِیْنَ.

وف٢٦٣ يعني رسولن جو موڪلڻ.

وف٢٦٤ انهن جي گناهن ۾. وف٢٦٥ پر رسول موڪليا ويندا هئا، اهي انهن کي هدايتون فرمائيندا هئا، حجتون قائم ڪندا هئا، ان هوندي به اهي سرڪشي ڪندا هئا، تنهن ڪري هلاڪ ڪيا ويندا هئا.

وف٢٦٦ توڙي اهو بڇڙو هجي يا نيڪ. برائي ۽ نيڪيءَ جي درجن ۾ انهن جي ئي مطابق ثواب ۽ عذاب ٿيندو.

وف٢٦٧ يعني هلاڪ ڪري ڇڏي.

وف٢٦٨ ۽ انهن جو جانشين بڻايو.

وف٢٦٩ اها شيءِ توڙي قيامت هجي يا مرڻ کان پوءِ اٿڻ يا حساب يا ثواب ۽ عذاب.

عَلٰی مَكَانَتِكُمْ اِنِّیْ عَامِلٌ فَسَوْفَ تَعْلَمُوْنَ مَنْ تَكُوْنُ لَهٗ

توهان پنهنجي جاءِ تي عمل ڪندا رهو مان پنهنجو ڪم ڪيان ٿو اجهو اوهان کي معلوم ٿيندو ته ڪنهن جي واسطي آهي

عَاقِبَةُ الدَّارِ اِنَّهٗ لَا یُفْلِحُ الظّٰلِمُوْنَ ﴿١٣٥﴾ وَجَعَلُوْا لِلّٰهِ مِمَّا ذَرَاَ

آخرت جو گهر، بيشڪ ظالم ڇوٽڪارو نه لهندا . ۽ ف٢٧٠ الله جيڪي فصل ۽ جانور

مِنَ الْحَرْثِ وَالْاَنْعَامِ نَصِیْبًا فَقَالُوْا هٰذَا لِلّٰهِ بِزَعْمِهِمْ

پيدا فرمايا انهن ۾ الله کي هڪ حصيدار ٺاهيائون چوڻ لڳا هي الله جو آهي سندن خيال ۾ ۽

وَهٰذَا لِشُرَكَآئِنَا فَمَا كَانَ لِشُرَكَآئِهِمْ فَلَا یَصِلُ اِلَی اللّٰهِ وَ

هي اسان جي شريڪن جو ف٢٧١ پوءِ جيڪو انهن جي شريڪن جو آهي اهو خدا کي نه ٿو پهچي ۽

مَا كَانَ لِلّٰهِ فَهُوَ یَصِلُ اِلٰی شُرَكَآئِهِمْ سَآءَ مَا یَحْكُمُوْنَ ﴿١٣٦﴾ وَ

جيڪو خدا جو آهي اهو انهن جي شريڪن کي پهچي ٿو ڪهڙو نه برو حڪم لڳائن ٿا . ف٢٧٢

كَذٰلِكَ زَیَّنَ لِكَثِیْرٍ مِّنَ الْمُشْرِكِیْنَ قَتْلَ اَوْلَادِهِمْ

اهڙيءَ طرح گهڻن ئي مشرڪن جي نظر ۾ انهن جي شريڪن اولاد جو قتل چڱو ڪري ڏيکاريو آهي ف٢٧٣

شُرَكَآؤُهُمْ لِیُرْدُوْهُمْ وَلِیَلْبِسُوْا عَلَیْهِمْ دِیْنَهُمْ وَلَوْ شَآءَ اللّٰهُ

جو انهن کي هلاڪ ڪن ۽ انهن جو دين انهن تي وچڙائي ڇڏين ف٢٧٤ ۽ الله گهري ها ته ائين نه ڪن ها

مَا فَعَلُوْهُ فَذَرْهُمْ وَمَا یَفْتَرُوْنَ ﴿١٣٧﴾ وَقَالُوْا هٰذِهٖۤ اَنْعَامٌ وَّ

پوءِ انهن کي تون ڇڏي ڏي ۽ انهن جي ڪوڙن کي . ۽ چوڻ لڳا ف٢٧٥ هي جانور ۽ فصل روڪيل

حَرْثٌ حِجْرٌ لَّا یَطْعَمُهَاۤ اِلَّا مَنْ نَّشَآءُ بِزَعْمِهِمْ وَاَنْعَامٌ حُرِّمَتْ

آهن ف٢٧٦ انهي کي اهو کائي جنهن کي اسان گهرون سندن ڪوڙي گمان ۾ ف٢٧٧ ۽ ڪي جانور آهن جن تي سواري حرام ٺاهيائون

ظُهُوْرُهَا وَاَنْعَامٌ لَّا یَذْكُرُوْنَ اسْمَ اللّٰهِ عَلَیْهَا افْتِرَآءً عَلَیْهِ

ف٢٧٨ ۽ ڪن جانورن جي ذبح تي الله جو نالو نه ٿا وٺن ف٢٧٩ هي سڀ الله جي مٿان ڪوڙ گهڙڻ آهي

سَیَجْزِیْهِمْ بِمَا كَانُوْا یَفْتَرُوْنَ ﴿١٣٨﴾ وَقَالُوْا مَا فِیْ بُطُوْنِ هٰذِهِ

عنقريب اهو انهن کي بدلو ڏيندو انهن جي گهڙيل ڳالهين جو . ۽ چوڻ لڳا جيڪي انهن جانورن جي پيٽ ۾ آهي

الْاَنْعَامِ خَالِصَةٌ لِّذُكُوْرِنَا وَمُحَرَّمٌ عَلٰۤی اَزْوَاجِنَا وَاِنْ یَّكُنْ

اهو خالص اسان جي مردن جي واسطي آهي ف٢٨٠ ۽ اسان جي عورتن تي حرام آهي ۽ جي مئل نڪري ته پوءِ



ف٢٧٠ جاهليت جي زماني ۾ مُشرڪن جو طريقو هوته اُهي پنهنجن ٻنين ۽ وڻن جي ميون ۽ جانورن ۽ سمورن مالن مان هڪ حصو ته الله جو مقرر ڪندا هئا ۽ هڪ بُتن جو ، پوءِ جيڪو حصو الله جي واسطي مقرر ڪندا هئا، ان کي ته مهمان ۽ مسڪين تي خرچ ڪندا هئا ۽ بُتن وارو حصو بُتن ۽ اُنهن جي خادمن تي خرچ ڪندا هئا: ۽ جيڪڏهن الله جي حصي مان ڪجهه حصو بُتن واري حصي ۾ ملي ويندو هو ته ان کي نه ڪڍندا هئا، پر جي بُتن جي حصي مان ڪجهه حصو الله جي حصي ۾ گڏجي پوندو هو ته ڪڍي وري ساڳي بُتن واري حصي ۾ شامل ڪندا هئا . هن آيت ۾ انهن جي ان جهالت ۽ بد عقليءَ جو ذڪر فرمائي کين تنبيه فرمائي ويئي .

ف٢٧١ يعني بُتن جو .

ف٢٧٢ ۽ انتها درجي جي جهالت ۾ گرفتار آهن . حقيقي خالق جي عزت ۽ جلال جي کين ڪا به معرفت نه آهي ۽ عقل جو فساد ان حد تائين پهچي ويو جو انهن بي جان بُتن ۽ پٿر جي تصويرن کي جهان جي ڪاريگر جي برابر ڪري ڇڏيو ۽ جيترو ان لاءِ حصو مقرر ڪيائون اوترو بُتن لاءِ به ڪيائون . بيشڪ اهو تمام بُرو فعل ۽ انتهائي جهالت ۽ وڏي خطا ۽ گمراهي آهي . ان کان پوءِ سندن جهالت ۽ گمراهيءَ جي هڪ ٻي حالت ذڪر فرمائي وڃي ٿي .

ف٢٧٣ هتي شريڪن مان مُراد اُهي شيطان آهن ، جن جي تابعداريءَ جي شوق ۾ مُشرڪ ، الله تعالیٰ جي نافرماني ۽ ان جي معصيت پسند ڪندا هئا ۽ اهڙن اجاين ۽ بُرن ڪمن جا مرتڪب ٿيندا هئا جن کي صحيح عقل ڪڏهن به پسند ڪري نه سگهي ، ۽ جن جي قباحت ۾ گهٽ سمجھ رکندڙ ماڻهوءَ کي به تردد نه ٿئي . بُت پرستيءَ جي شامت کان اهي اهڙي بدعقلي ۽ فساد ۾ مبتلا ٿيا جو جانورن کان به بد تر ٿي ويا ۽ اولاد ، جنهن سان هر جاندار کي فطرتًا محبت هوندي آهي پر انهن شيطانن جي تابعداريءَ ۾ ان جو بي گناهه خون ڪرڻ پسند ڪيو ۽ ان کي چڱو سمجهڻ لڳا .

ف٢٧٤ حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته اهي ماڻهو پهرين حضرت اسماعيل عليه السلام جي دين تي هئا . پوءِ شيطان کين ورغلائي انهن گمراهين ۾ وڌو ته جيئن انهن کي اسماعيلي دين کان ڦيرائن .

ف٢٧٥ مُشرڪن پنهنجن ڪجهه چوپاين ۽ ٻنين کي پنهنجي باطل معبودن سان نامزد ڪري . ف٢٧٦ ممنوع الانتفاع (جنهن کان نفعو وٺڻ منع هجي) ف٢٧٧ يعني بُتن جي خدمت ڪرڻ وارا وغيره .

ف٢٧٨ جن کي بحيره ، سائبه ۽ حامي چوندا آهن .

ف٢٧٩ بلڪ انهن بُتن جي نالي تي ذبح ڪندا آهن ۽ انهن سمورن فعلن جي نسبت هي خيال ڪندا آهن ته کين الله تعالیٰ ان جو حڪم ڏنو آهي .

ف٢٨٠ صرف انهن جي لاءِ ئي حلال آهي جيڪڏهن جيئرو پيدا ٿئي .

مَيْتَةً فَهُمْ فِيهِ شُرَكَآءُ ۚ سَيَجْزِيهِمْ وَصْفَهُمْ ۚ إِنَّهُ حَكِيمٌ عَلِيمٌ ﴿١٣٩﴾

ا هي سمورا ف٢٨١ ان ۾ شريڪ آهن، جلدي الله انهن کي سندن ڳالهين جو بدلو ڏيندو، بيشڪ اهو حڪمت

قَدْ خَسِرَ الَّذِينَ قَتَلُوٓا أَوْلَٰدَهُمْ سَفَهًۢا بِغَيْرِ عِلْمٍ وَحَرَّمُوا مَا

۽ علم وارو آهي. بيشڪ تباهه ٿي ويا اهي جيڪي پنهنجي اولاد کي قتل ڪندا آهن بيوقوفيءَ جهالت سببان ف٢٨٢

رَزَقَهُمُ اللَّهُ افْتِرَآءً عَلَى اللَّهِ ۚ قَدْ ضَلُّوا وَمَا كَانُوا مُهْتَدِينَ ﴿١٤٠﴾

۽ حرام ٺاهن ٿا جيڪا الله انهن کي روزي ڏني ف٢٨٣ الله تي ڪوڙ ٻڌڻ لاءِ ف٢٨٤ بيشڪ اهي گمراهه ٿيا ۽ واٽ نه

وَهُوَ الَّذِىٓ أَنشَأَ جَنَّٰتٍ مَّعْرُوشَٰتٍ وَغَيْرَ مَعْرُوشَٰتٍ وَالنَّخْلَ

لڌائون. ف٢٨٥ ۽ اهو ئي آهي جنهن پيدا ڪيا ڪي باغ زمين تي وڃايل (ولڙيون) ف٢٨٦ ۽ ڪي اڻ وڇايل

وَالزَّرْعَ مُخْتَلِفًا أُكُلُهُۥ وَالزَّيْتُونَ وَالرُّمَّانَ مُتَشَٰبِهًا وَغَيْرَ

۽ کجور ۽ فصل جنهن ۾ رنگ برنگ جا کاڌا آهن ف٢٨٧ ۽ زيتون ۽ ڏاڙهون ڪنهن ڳالهه ۾ ملندڙ ف٢٨٨

مُتَشَٰبِهٍ ۚ كُلُوا مِن ثَمَرِهِۦٓ إِذَآ أَثْمَرَ وَءَاتُوا حَقَّهُۥ يَوْمَ حَصَادِهِۦ ۖ

۽ ڪنهن ۾ جدا ف٢٨٩ کائوان جو ميوو جڏهن ميوو ڏي ۽ ان جو حق ادا ڪيو ان جي ڪٽائيءَ واري

وَلَا تُسْرِفُوٓا ۚ إِنَّهُۥ لَا يُحِبُّ الْمُسْرِفِينَ ﴿١٤١﴾ وَمِنَ الْأَنْعَٰمِ حَمُولَةً

ڏينهن ف٢٩٠ ۽ بي جا خرچ نه ڪريو ف٢٩١ بيشڪ اجايو خرچ ڪندڙ ان کي پسند نه آهن. ۽ جانورن مان ڪي

وَفَرْشًا ۚ كُلُوا مِمَّا رَزَقَكُمُ اللَّهُ وَلَا تَتَّبِعُوا خُطُوَٰتِ الشَّيْطَٰنِ ۚ

بار کڻندڙ ۽ ڪي زمين تي وڇايل ف٢٩٢ کائو الله جي ڏنل روزيءَ مان ۽ شيطان جي نشانن پٺيان

إِنَّهُۥ لَكُمْ عَدُوٌّ مُّبِينٌ ﴿١٤٢﴾ ثَمَٰنِيَةَ أَزْوَٰجٍ ۖ مِّنَ الضَّأْنِ اثْنَيْنِ

نه هلو بيشڪ اهو توهان جو کليو کلايو دشمن آهي. اٺ نر ۽ ماديون هڪ جوڙو رڍن مان

وَمِنَ الْمَعْزِ اثْنَيْنِ ۗ قُلْ ءَآلذَّكَرَيْنِ حَرَّمَ أَمِ الْأُنثَيَيْنِ

۽ هڪ جوڙو ٻڪرين مان، تون فرماءِ ڇا انهيءَ ٻنهي نر حرام ڪيا يا ٻنهي ماديون

أَمَّا اشْتَمَلَتْ عَلَيْهِ أَرْحَامُ الْأُنثَيَيْنِ ۖ نَبِّـُٔونِى بِعِلْمٍ إِن كُنتُمْ

يا اهو جنهن کي ٻنهي ماديون پيٽ ۾ رکن ٿيون ف٢٩٣ ٻڌايو ڪنهن ڄاڻ سان جيڪڏهن توهان

صَٰدِقِينَ ﴿١٤٣﴾ وَمِنَ الْإِبِلِ اثْنَيْنِ وَمِنَ الْبَقَرِ اثْنَيْنِ ۗ قُلْ

سچا آهيو. ۽ هڪ جوڙو اُٺن جو ۽ جوڙو ڍڳين جو توهان فرمايو

ف٢٨١ مرد ۽ عورت.

ف٢٨٢ شان نزول:- هيءَ آيت جاهليت جي زماني جي انهن ماڻهن جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪي پنهنجين نياڻين کي نهايت سنگدليءَ ۽ بي رحميءَ سان جيئرو قبر ۾ دفن ڪري ڇڏيندا هئا. ربيعه ۽ مضر وغيره قبيلن ۾ اهو گهڻو رواج هو ۽ جاهليت جا ڪجهه ماڻهو ڇوڪرين کي به قتل ڪندا هئا. بي رحميءَ جو هي طريقو هو جو ڪتن جي پرورش ڪندا هئا ۽ اولاد کي قتل ڪندا هئا. انهن جي نسبت هي ارشاد ٿيو ته تباهه ٿيا. هن ۾ شڪ نه آهي ته اولاد الله تعاليٰ جي نعمت آهي ۽ ان جي هلاڪت سان پنهنجو تعداد گهٽ ٿئي ٿو ۽ پنهنجو نسل ختم ٿئي ٿو. اهو دنيا جو نقصان آهي، گهر جي تباهي آهي ۽ آخرت ۾ ان لاءِ وڏو عذاب آهي. پوءِ اهو عمل دنيا ۽ آخرت ٻنهي ۾ تباهيءَ جو سبب ٿيو ۽ پنهنجي دنيا ۽ آخرت ٻنهي کي تباهه ڪرڻ ۽ اولاد عزيز ۽ نهايت پياري شيءِ سان ان قسم جي بي رحمي ۽ بي دردي پسند ڪرڻ انتها درجي جي بيوقوفي ۽ جهالت آهي.

ف٢٨٣ يعني بحيره، سائبه ۽ حامي وغيره جيڪي ذڪر ٿي چڪا.

ف٢٨٤ ڇو ته اهي هي گمان ڪن ٿا ته اهڙن برن فعلن جو الله حڪم ڏنو آهي، انهن جو اهو خيال الله تي بهتان آهي.

ف٢٨٥ حق ۽ صواب جي.

ف٢٨٦ جهڙوڪ ڪانئين وغيره تي قائم ڪيل مثل انگور وغيره جي.

ف٢٨٧ رنگ، ذائقي، مقدار ۽ خوشبوءِ ۾ هڪ ٻئي کان مختلف.

ف٢٨٨ مثلاً رنگ ۾ يا پنن ۾.

ف٢٨٩ مثلاً ذائقي ۽ اثر ۾

ف٢٩٠ معنيٰ هيءَ آهي ته هي شيون جڏهن ميويدار ٿين ته کائڻ انهيءَ وقت کان توهان جي لاءِ مباح آهي ۽ ان جي زڪوٰة يعني عُشر ان جي عامل ٿيڻ کان پوءِ واجب ٿئي ٿو جڏهن پوک ڪپجي وڃي ٿي يا ميوا پٽيا وڃن.

مسئلو:- ڪاٺيءَ، بانس ۽ گاهه کان سواءِ باقي زمين جي پيداوار ۾ جيڪڏهن اها پيداوار برسات سان ٿئي ته ان ۾ عُشر واجب ٿئي ٿو ۽ جيڪڏهن کوهه جي پاڻي وغيره سان ٿئي ته اڌ عُشر.

ف٢٩١ حضرت مترجم قدس سرهٗ اسراف جو ترجمو اجايو خرچ ڪرڻ فرمايو، نهايت ئي پسنديده ترجمو آهي. جيڪڏهن سمورو مال خرچ ڪري ڇڏيائين ۽ عيال کي ڪجهه نه ڏنائين ۽ پاڻ فقير بڻجي ويهي رهيو ته سدي جي قول مطابق اهو خرچ اجايو آهي ۽ جيڪڏهن صدقي ڏيڻ کان هٿ روڪي رکيائين ته اهو به اجايو ۽ اسراف ۾ داخل آهي، جيئن ته سعيد بن مسيب رضي الله عنه فرمايو. سفيان جو قول آهي ته جيڪو مال الله تعاليٰ جي تابعداري کان سواءِ ٻئي ڪم ۾ خرچ ڪيو وڃي ٿو ٿوري اهو ٿورو ڇو نه هجي، اسراف آهي. زهري جو قول آهي ته ان جي معنيٰ هيءَ آهي ته نافرمانيءَ ۾ خرچ نه ڪريو. مجاهد چيو ته حق الله ۾ ڪوتاهي ڪرڻ اسراف آهي ۽ جيڪڏهن ابوقبيس جبل جيترو سون هجي ۽ ان سموري کي الله سائين جي واٽ ۾ خرچ ڪري ڇڏيو ته اسراف نه ٿيندو ۽ هڪ درهم نافرمانيءَ ۾ خرچ ڪريو ته اهو اسراف آهي.

ف٢٩٢ چوپايا ٻن قسمن جا ٿيندا آهن: ڪجهه وڏا، جيڪي لڏڻ جي ڪم ۾ ايندا آهن ۽ ڪجهه ننڍا مثلاً ٻڪري وغيره جيڪي ان جي قابل نه آهن. انهن مان جيڪي الله تعاليٰ حلال فرمايا، تن کي کائو ۽ جاهلن وانگر الله جي حلال فرمايل شين کي حرام نه بڻايو.

ف٢٩٣ يعني الله تعاليٰ نه رڍ، ٻڪريءَ جا نر حرام ڪيا نه انهن جون ماديون، نه انهن جو اولاد. انهن مان توهان جو اهو فعل ته ڪڏهن نر حرام بڻايا ڪڏهن مادي، ڪڏهن انهن جا ٻچا، اهو سمورو توهان جي نئين ڳالهه ٺاهڻ آهي ۽ نفس جي سڌ جي تابعداري ڪرڻ آهي. ڪا حلال شيءِ ڪنهن جي حرام ڪرڻ سان حرام نه ٿي ٿئي.

ءٰٓالذَّكَرَيۡنِ حَرَّمَ اَمِ الۡاُنۡثَيَيۡنِ اَمَّا اشۡتَمَلَتۡ عَلَيۡهِ اَرۡحَامُ
چا! انهيءَ ٻنهي نر حرام ڪيا آهن يا ٻنهي ماديون يا اهو جيڪو ٻنهي مادين جي پيٽ

الۡاُنۡثَيَيۡنِ ؕ اَمۡ كُنۡتُمۡ شُهَدَآءَ اِذۡ وَصّٰىكُمُ اللّٰهُ بِهٰذَا ۚ فَمَنۡ اَظۡلَمُ
۾ آهي و٢٩٤ ڇا توهان موجود هئا جڏهن الله توهان کي اهو حڪم ڏنو و٢٩٥ پوءِ ان کان وڌيڪ ظالم

مِمَّنِ افۡتَرٰى عَلَى اللّٰهِ كَذِبًا لِّيُضِلَّ النَّاسَ بِغَيۡرِ عِلۡمٍ ؕ اِنَّ اللّٰهَ
ڪير ٿي سگهي ٿو جيڪو الله تي ڪوڙ گهڙي جيئن ماڻهن کي پنهنجي جهالت سان گمراهه ڪري ، بيشڪ الله

لَا يَهۡدِى الۡقَوۡمَ الظّٰلِمِيۡنَ ﴿۱۴۴﴾ ع قُلۡ لَّاۤ اَجِدُ فِىۡ مَاۤ اُوۡحِىَ اِلَىَّ
ظالمن کي هدايت نه فرمائيندو آهي . توهان فرمايو و٢٩٦ مان نه ٿو لهان ان ۾ جيڪو منهنجي طرف وحي ٿيو

مُحَرَّمًا عَلٰى طَاعِمٍ يَّطۡعَمُهٗۤ اِلَّاۤ اَنۡ يَّكُوۡنَ مَيۡتَةً اَوۡ دَمًا مَّسۡفُوۡحًا
ڪنهن کائيندڙ تي ڪو به کاڌو حرام و٢٩٧ مگر هيءَ ته مردار هجي يا رڳن مان وهندڙ رت و٢٩٨

اَوۡ لَحۡمَ خِنۡزِيۡرٍ فَاِنَّهٗ رِجۡسٌ اَوۡ فِسۡقًا اُهِلَّ لِغَيۡرِ اللّٰهِ بِهٖ ۚ فَمَنِ
يا بدترين جانور (سوئر) جو گوشت اهو پليت آهي يا اهو نافرماني وارو جانور جنهن جي ذبح ۾ غير خدا جو نالو ورتو ويو هجي ، پر جي

اضۡطُرَّ غَيۡرَ بَاغٍ وَّلَا عَادٍ فَاِنَّ رَبَّكَ غَفُوۡرٌ رَّحِيۡمٌ ﴿۱۴۵﴾ وَعَلَى
ڪو لاچار ٿيو هجي و٢٩٩ نه هن طرح جو پاڻ خواهش ڪري ۽ نه حد لنگهي بيشڪ الله بخشيندڙ مهربان آهي و٣٠٠

الَّذِيۡنَ هَادُوۡا حَرَّمۡنَا كُلَّ ذِىۡ ظُفُرٍ ۚ وَمِنَ الۡبَقَرِ وَالۡغَنَمِ
۽ يهودين تي اسان حرام ڪيو هر ننهن وارو جانور و٣٠١ ۽ ڳئون ۽ ٻڪريءَ جي چرٻي به انهن تي اسان

حَرَّمۡنَا عَلَيۡهِمۡ شُحُوۡمَهُمَاۤ اِلَّا مَا حَمَلَتۡ ظُهُوۡرُهُمَاۤ اَوِ الۡحَوَايَاۤ
حرام ڪئي مگر جيڪا انهن جي پٺيءَ ۾ لڳل هجي يا آنڊن

اَوۡ مَا اخۡتَلَطَ بِعَظۡمٍ ؕ ذٰلِكَ جَزَيۡنٰهُمۡ بِبَغۡيِهِمۡ ۖ وَاِنَّا لَصٰدِقُوۡنَ ﴿۱۴۶﴾
يا هڏن سان مليل هجي اهو بدلو ڏنوسين اسان انهن کي سندن سرڪشيءَ جو و٣٠٢ بيشڪ اسان ضرور سچا آهيون .

فَاِنۡ كَذَّبُوۡكَ فَقُلۡ رَّبُّكُمۡ ذُوۡ رَحۡمَةٍ وَّاسِعَةٍ ۚ وَلَا يُرَدُّ بَاۡسُهٗ
پوءِ جيڪڏهن اهي توهان کي ڪوڙو چون ته توهان فرمايو ته توهان جو رب وسيع رحمت وارو آهي و٣٠٣ ۽ ان جو عذاب

عَنِ الۡقَوۡمِ الۡمُجۡرِمِيۡنَ ﴿۱۴۷﴾ سَيَقُوۡلُ الَّذِيۡنَ اَشۡرَكُوۡا لَوۡ شَآءَ اللّٰهُ
مجرمن کان نه ٽاريو ويندو و٣٠٤ هاڻي مشرڪ چوندا و٣٠٥ جيڪڏهن الله گهري ها ته نه اسان



و٢٩٤ هن آيت ۾ انهن جاهلن کي ملامت ڪئي وئي ، جيڪي پنهنجي طرف کان حلال شين کي حرام ڪندا هئا . جن جو ذڪر مٿين ٻن آيت ۾ اچي چڪو آهي . جڏهن اسلام ۾ احڪام جو بيان ٿيو ته پوءِ انهن محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن سان دشمني ڪئي ۽ سندن خطيب مالڪ بن عوف جشمي ، محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ حاضر ٿي چوڻ لڳو ته يا محمد (صلى الله عليه وسلم)! اسان ٻڌو آهي ته توهان انهن شين کي حرام ڪريو ٿا . جيڪي اسان جا ابا ڏاڏا ڪندا آهن . حضرت محبوب سائين فرمايو ته توهان ڪنهن اصل کان سواءِ چوپاين جا چند قسم حرام ڪري ڇڏيا ۽ الله تعالى اٺ نر ماديون پنهنجن ٻانهن جي کائڻ ۽ سندن نفعي حاصل ڪرڻ لاءِ پيدا فرمايا . توهان ڪٿان انهن کي حرام ڪيو . انهن ۾ حرمت نر جي طرفان آئي يا ماديءَ جي طرفان . مالڪ بن عوف اهو ٻڌي ماٺ ۽ حيران رهجي ويو ۽ ڪجهه به ڳالهائي نه سگهيو . حضور محبوب نبي مڪرم صلى الله عليه وسلم جن ڪين فرمايو ته ڳالهائين ڇو نه ٿو ؟ چوڻ لڳو ، توهان ڳالهايو مان ٻڌندس . سبحان الله ! حضور پرنور محبوب سردار عالم صلى الله عليه وسلم جن جي بليغ ڪلام جاهلن جي خطيبن کي ماٺ ۽ حيران ڪري ڇڏيو ، سو ڳالهائي به ڇا سگهندو هو . جيڪڏهن چوي ها ته نر جي طرف کان حرمت آئي ته پوءِ لازم ٿئي ها ته سمورا نر حرام ٿين ، جيڪڏهن چوي ها ته ماديءَ جي طرفان ته پوءِ ضروري ٿئي ها ته هر هڪ مادي حرام ٿئي ها ۽ جيڪڏهن چوي ها ته جيڪو پيٽ ۾ آهي سو حرام آهي ته پوءِ سڀئي حرام ٿي وڃن ها ؛ ڇو ته پيٽ ۾ نر يا مادي ٻيئي رهن ٿا . اهي جيڪي تخصيصون قائم ڪندا هئا ۽ ڪن کي حلال ۽ ڪن کي حرام قرار ڏيندا هئا . هن حجت انهن جي ان حرمت جي دعوىٰ کي باطل ڪري ڇڏيو . ان کان سواءِ انهن کان هي معلوم ڪرڻ ته الله تعالى نر حرام ڪيا آهن يا ماديون يا انهن جا ٻچا ، اهو نبوت جي انڪاري مخالف کي نبوت جي اقرار تي مجبور ڪري ٿو ، هو ڇو ته جيستائين نبوت جو واسطو نه هجي ته پوءِ الله تعالى جي مرضي ۽ ان جو ڪنهن شيءِ کي حرام فرمائڻ ڪيئن ڄاڻي سگهجي ٿو ، جيئن ته ايندڙ جملي کي صاف ڪيو ويو آهي :

و٢٩٥ جڏهن اهو نه آهي ۽ نبوت جو ته اقرار نه ٿا ڪن ، پوءِ حرمت جي انهن حڪمن کي الله تعالى جي طرف منسوب ڪوڙ ، باطل ۽ خالص بهتان آهي . و٢٩٦ انهن جاهل مشرڪن کي ، جيڪي حلال شين کي پنهنجي نفس جي خواهش جي ڪري حرام ڪن ٿا . و٢٩٧ هن ۾ تنبيهه آهي ته حرمت شريعت جي طرف کان ثابت ٿيندي آهي ، نه نفس جي سڌ کان . مسئلو :- پوءِ جنهن شيءِ جي حرمت شريعت ۾ وارد نه هجي ان کي ناجائز ۽ حرام چوڻ باطل آهي . حرمت جو ثبوت توڙي قرآني وحي سان هجي يا حديثي وحي سان هجي . اهوئي معتبر آهي . و٢٩٨ پوءِ جيڪو رت نه وهندو هجي ، مثل جگر ۽ تِري جي ، سو حرام نه آهي . و٢٩٩ ۽ ضرورت انهن کي انهن شين مان ڪنهن جي کائڻ تي مجبور ڪيو ، اهڙيءَ حالت ۾ مجبورًا ان ڪجهه کاڌو . و٣٠٠ ان تي ڪا به پڪڙ نه فرمائيندو . و٣٠١ جيڪو آڱريون رکندو هجي اهو توڙي چوپايو هجي يا پکي . ان ۾ اُٺ ۽ پکي داخل آهن (مدارڪ) . ڪن مفسرن جو قول آهي ته هتي اُٺ پکيءَ بدڪ ۽ اُٺ خاص طور تي مراد آهن . و٣٠٢ يهودي پنهنجي سرڪشيءَ جي سبب انهن شين کان محروم ڪيا ويا . انهيءَ ڪري اهي شيون انهن تي حرام رهيون ۽ اسان جي شريعت ۾ ڳئون ، ٻڪريءَ جي چرٻي ، اُٺ ، بدڪ ۽ اُٺ پکي حلال آهن . انهيءَ تي صحابه ڪرام ۽ تابعين عظام جو اجماع آهي (تفسير احمدي) . و٣٠٣ ڪوڙن کي مهلت ڏئي ٿو ۽ عذاب ۾ جلدي نه ٿو فرمائي ته جيئن انهن کي ايمان آڻڻ جو موقعو ملي . و٣٠٤ پنهنجي وقت تي ٿي اچي ٿو . و٣٠٥ هيءَ غيب جي خبر آهي ته جيڪا ڳالهه اهي چوڻ وارا هئا . اها ڳالهه اڳيئي بيان فرمائي ڇڏيائين .

مَآ اَشْرَكْنَا وَلَآ اٰبَآؤُنَا وَلَا حَرَّمْنَا مِنْ شَيْءٍ ؕ كَذٰلِكَ كَذَّبَ

شرڪ ڪريون ها نه اسان جا ابا ڏاڏا ۽ نه ئي اسان ڪا شي حرام ڪري ها وف۳۰۶ اهڙي طرح انهن کان

الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ حَتّٰى ذَاقُوْا بَاْسَنَا ؕ قُلْ هَلْ عِنْدَكُمْ مِّنْ

اڳين تڪذيب ڪئي هئي، ايستائين جو عذاب اسان جو چکيائون وف۳۰۷ توهان فرمايو ڇا توهان وٽ ڪو علم

عِلْمٍ فَتُخْرِجُوْهُ لَنَا ؕ اِنْ تَتَّبِعُوْنَ اِلَّا الظَّنَّ وَاِنْ اَنْتُمْ اِلَّا تَخْرُصُوْنَ ﴿۱۴۸﴾

آهي جو اهو اسان وٽ پيش ڪريو توهان ته فقط گمان جي پٺيان آهيو ۽ توهان نه فقط اٽڪل

قُلْ فَلِلّٰهِ الْحُجَّةُ الْبَالِغَةُ ۚ فَلَوْ شَآءَ لَهَدٰىكُمْ اَجْمَعِيْنَ ﴿۱۴۹﴾ قُلْ

(ڏُڪن) کان ڪم وٺو ٿا. وف۳۰۸ تون فرماءِ الله جي ئي حجت پوري آهي وف۳۰۹ جي اهو چاهي ها ته سڀني کي هدايت ڪري ها

هَلُمَّ شُهَدَآءَكُمُ الَّذِيْنَ يَشْهَدُوْنَ اَنَّ اللّٰهَ حَرَّمَ هٰذَا ۚ

تون فرماءِ آڻيو پنهنجا شاهد جيڪي شاهدي ڏين ته الله ان کي حرام ڪيو آهي وف۳۱۰

فَاِنْ شَهِدُوْا فَلَا تَشْهَدْ مَعَهُمْ ۚ وَلَا تَتَّبِعْ اَهْوَآءَ الَّذِيْنَ كَذَّبُوْا

پوءِ جيڪڏهن اهي شاهدي ڏين وف۳۱۱ ته پڻ ته تون انهن سان گڏ شاهدي نه ڏجان ۽ انهن جي خواهشن جي پٺيان نه هل

بِاٰيٰتِنَا وَالَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ بِالْاٰخِرَةِ وَهُمْ بِرَبِّهِمْ يَعْدِلُوْنَ ﴿۱۵۰﴾ ع

جيڪي اسان جون آيتون ڪوڙيون سمجهن ۽ آخرت تي ايمان نه ٿا رکن ۽ پنهنجي رب سان شريڪ ٿا ناهين وف۳۱۲

قُلْ تَعَالَوْا اَتْلُ مَا حَرَّمَ رَبُّكُمْ عَلَيْكُمْ اَلَّا تُشْرِكُوْا بِهٖ شَيْـًٔا وَّ

تون فرمايو اچو ته مان توهان کي پڙهي ٻڌايان جيڪي توهان تي توهان جي رب حرام ڪيو وف۳۱۳ هي ته ڪنهن کي ان جو شريڪ نه ناهيو

بِالْوَالِدَيْنِ اِحْسَانًا ۚ وَلَا تَقْتُلُوْٓا اَوْلَادَكُمْ مِّنْ اِمْلَاقٍ ؕ نَحْنُ

۽ ماءُ پيءُ سان چڱائي ڪريو وف۳۱۴ ۽ پنهنجي اولاد کي قتل نه ڪريو سُڃائي جي سبب اسان ئي ته توهان کي

نَرْزُقُكُمْ وَاِيَّاهُمْ ۚ وَلَا تَقْرَبُوا الْفَوَاحِشَ مَا ظَهَرَ مِنْهَا وَمَا

۽ انهن سڀني کي رزق ڏينداسين وف۳۱۵ ۽ بي حيائين جي ويجهو نه وڃو جيڪا ان مان ظاهر هجي ۽ جيڪي

بَطَنَ ۚ وَلَا تَقْتُلُوا النَّفْسَ الَّتِيْ حَرَّمَ اللّٰهُ اِلَّا بِالْحَقِّ ؕ ذٰلِكُمْ

لڪل هجي وف۳۱۶ ۽ جنهن ساهه جي الله عزت رکي آهي ان کي ناحق قتل نه ڪريو وف۳۱۷ توهان کي اهو

وَصّٰىكُمْ بِهٖ لَعَلَّكُمْ تَعْقِلُوْنَ ﴿۱۵۱﴾ وَلَا تَقْرَبُوْا مَالَ الْيَتِيْمِ اِلَّا

حڪم ان ڪري فرمايائين ته من توهان سمجهو. ۽ يتيمن جي مال جي ويجهو نه وڃو مگر

وف۳۰۶ اسان جيڪي ڪجهه ڪيو، سو سمورو، والله تعالیٰ جي مشيت سان ٿيو، اهو دليل آهي ان جو ته اهو ان کان راضي آهي.

وف۳۰۷ ۽ اهو باطل عذر انهن جي ڪنهن ڪم نه آيو، ڇو ته ڪنهن امر جو مشيت ۾ هجڻ اُن جي مرضي ۽ مامور هجڻ کي لازم نه آهي مرضي اها آهي جيڪا نبين سڳورن جي واسطي سان ٻڌائي وئي ۽ ان جو حڪم فرمايو ويو.

وف۳۰۸ غلط انڪلون هلايو ٿا.

وف۳۰۹ جو اُن رسول موڪليا، ڪتاب نازل فرمايا ۽ حق جي وات واضح ڪري ڇڏي.

وف۳۱۰ جنهن کي توهان حرام قرار ڏيو ٿا ۽ چئو ٿا ته الله تعالیٰ اسان کي ان جو حڪم ڏنو آهي. اها شاهدي هن لاءِ طلب ڪئي وئي ته جيئن ظاهر ٿي وڃي ته ڪافرن وٽ ڪو به شاهد نه آهي ۽ جيڪو اهي چون ٿا سا انهن جي هٿرادو گهڙيل ڳالهه آهي.

وف۳۱۱ هن ۾ تنبيهه آهي ته جيڪڏهن اها شاهدي واقع هجي به ڪٿي، ته اها صرف تابعداري سڏ، ڪوڙ ۽ باطل جي ٿيندي.

18 ع 6 5

وف۳۱۲ بُتن کي معبود مڃن ٿا ۽ شرڪ ۾ گرفتار آهن.

وف۳۱۳ ان جو بيان هيءُ آهي.

وف۳۱۴ ڇو ته توهان تي انهن جا گهڻا حق آهن. انهن توهان جي پالنا ڪئي، توهان سان شفقت ڪئي ۽ مهرباني جو سلوڪ ڪيو، توهان جي هر خطري کان نظرداري ڪئي. انهن جي حقن جو لحاظ نه ڪرڻ ۽ انهن سان سهڻو سلوڪ ڇڏي ڏيڻ حرام آهي.

وف۳۱۵ هن ۾ اولاد کي جيئري قبر ۾ پورڻ ۽ ماري ڇڏڻ جي حُرمت بيان فرمائي وئي، جنهن جو جاهلن ۾ دستور هو ته اُهي گهڻو ڪري مفلسي جي انديشي کان اولاد کي هلاڪ ڪندا هئا. تن کي ٻڌايو ويو ته، توهان جو ۽ انهن جو سڀني جي رزق ڏيڻ وارو الله آهي. پوءِ توهان قتل جهڙي سخت گناهه جو ڪم ڇو ٿا ڪريو ؟ ....

وف۳۱۶ ڇو ته انسان جڏهن کليل ۽ ظاهر گناهه کان بچي ۽ لڪل گناهه کان پاسو نه ڪري ته پوءِ ان جو ظاهر گناهه کان بچڻ به للهيت نه آهي. ماڻهن جي ڏيکارڻ ۽ اُن جي گهٽ وڌ ڳالهائڻ کان بچڻ جي لاءِ آهي، اهو الله جي رضا ۽ ثواب جو حقدار آهي جيڪو ان جي خوف کان گناهه ڇڏي ڏئي.



وف۳۱۷ اُهي اُمور ; جن سان قتل مباح ٿئي ٿو، ٽي هي آهن: مُرتد ٿيڻ يا قصاص يا شادي شده جي زنا. بخاري ۽ مسلم جي حديث ۾ آهي ته سيد عالم صلی الله عليه وسلم جن فرمايو ته جيڪو مسلمان لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ جي شاهدي ڏئي ٿو، ان جو خون حلال نه آهي. مگر انهن ٽن سببن مان ڪنهن هڪ سبب سان يا ته شادي هجڻ جي باوجود ان کان زنا سرزد ٿي هجي يا ان ڪنهن کي ناحق قتل ڪيو هجي ۽ ان جو قصاص ان تي ايندو هجي يا اهو دين اسلام ڇڏي مُرتد ٿي ويو هجي.

بِالَّتِىْ هِىَ اَحْسَنُ حَتّٰى يَبْلُغَ اَشُدَّهٗ ۚ وَاَوْفُوا الْكَيْلَ وَالْمِيْزَانَ

نهايت چڱي طريقي سان ٣١٨ جيستائين اهو پنهنجي جوانيءَ کي پهچي ۽ ماپ ۽ تور ۾ انصاف سان

بِالْقِسْطِ ۚ لَا نُكَلِّفُ نَفْسًا اِلَّا وُسْعَهَا ۚ وَاِذَا قُلْتُمْ فَاعْدِلُوْا وَ

پوريءَ طرح ڪريو اسان ڪنهن نفس تي بار نٿا وجهون مگر ان جي طاقت آهر ۽ جڏهن ڳالهايو ته انصاف جي ڳالهه ڪريو

لَوْ كَانَ ذَا قُرْبٰى ۚ وَبِعَهْدِ اللّٰهِ اَوْفُوْا ۭ ذٰلِكُمْ وَصّٰىكُمْ بِهٖ لَعَلَّكُمْ

جيتوڻيڪ مائٽ جو معاملو هجي ۽ الله جي عهد پاڙيو ٣١٩ توهان کي اهو تاڪيد فرمايائين ته من توهان

تَذَكَّرُوْنَ ﴿١٥٢﴾ وَاَنَّ هٰذَا صِرَاطِيْ مُسْتَقِيْمًا فَاتَّبِعُوْهُ ۚ وَلَا تَتَّبِعُوا

نصيحت مڃو. ۽ هيءَ ته ٣٢٠ اها آهي منهنجي سڌي واٽ پوءِ توهان انهيءَ تي هلو ۽ ٻين رستن سان

السُّبُلَ فَتَفَرَّقَ بِكُمْ عَنْ سَبِيْلِهٖ ۭ ذٰلِكُمْ وَصّٰىكُمْ بِهٖ لَعَلَّكُمْ

نه هلو ٣٢١ جو توهان کي ان جي واٽ کان جدا ڪري ڇڏيندا توهان کي اهو حڪم فرمايائين ته من توهان کي پرهيزگاري

تَتَّقُوْنَ ﴿١٥٣﴾ ثُمَّ اٰتَيْنَا مُوْسَى الْكِتٰبَ تَمَامًا عَلَى الَّذِيْٓ اَحْسَنَ

ملي. پوءِ اسان موسىٰ کي ڪتاب عطا فرمايو ٣٢٢ ڪامل احسان ڪرڻ خاطر ان تي جيڪو نيڪوڪار آهي

وَتَفْصِيْلًا لِّكُلِّ شَيْءٍ وَّهُدًى وَّرَحْمَةً لَّعَلَّهُمْ بِلِقَاۗءِ رَبِّهِمْ

۽ هر شيءِ جي تفصيل ۽ هدايت ۽ رحمت ٣٢٣ من اهي پنهنجي رب سان ملڻ تي

يُؤْمِنُوْنَ ﴿١٥٤﴾ وَهٰذَا كِتٰبٌ اَنْزَلْنٰهُ مُبٰرَكٌ فَاتَّبِعُوْهُ وَاتَّقُوْا لَعَلَّكُمْ

ايمان آڻين. ٣٢٤ ۽ هي برڪت وارو ڪتاب ٣٢٥ نازل ڪيوسين پوءِ توهان ان جي پيروي ڪريو ۽ پرهيزگار ٿيو من توهان تي

تُرْحَمُوْنَ ﴿١٥٥﴾ اَنْ تَقُوْلُوْٓا اِنَّمَآ اُنْزِلَ الْكِتٰبُ عَلٰي طَاۗىِٕفَتَيْنِ مِنْ

رحم ڪيو وڃي. متان چئو ته ڪتاب اسان کان اڳ ۾ ٻن جماعتن تي لٿو هو ٣٢٦

قَبْلِنَا ۠ وَاِنْ كُنَّا عَنْ دِرَاسَتِهِمْ لَغٰفِلِيْنَ ﴿١٥٦﴾ اَوْ تَقُوْلُوْا لَوْ اَنَّآ

۽ اسان کي ان جي پڙهڻ پڙهائڻ جي خبر ڪا نه هئي ٣٢٧ يا چئو ته جيڪڏهن اسان تي ڪتاب

اُنْزِلَ عَلَيْنَا الْكِتٰبُ لَكُنَّآ اَهْدٰى مِنْهُمْ ۚ فَقَدْ جَاۗءَكُمْ بَيِّنَةٌ

لهي ها ته اسان انهن کان زياده چڱي راهه تي هجون ها ٣٢٨ پوءِ توهان وٽ توهان جي رب جو

مِّنْ رَّبِّكُمْ وَهُدًى وَّرَحْمَةٌ ۚ فَمَنْ اَظْلَمُ مِمَّنْ كَذَّبَ بِاٰيٰتِ

روشن دليل ۽ هدايت ۽ رحمت اچي وئي ٣٢٩ پوءِ ان کان وڌيڪ ظالم ڪير آهي جنهن الله جي آيتن کي ڪوڙو



ف٣١٨ جنهن سان ان کي فائدو پهچي.

ف٣١٩ ان وقت سندس مال کيس حوالي ڪريو.

ف٣٢٠ انهن ٻنهي آيتن ۾ جيڪو حڪم ڏنو.

ف٣٢١ جيڪي اسلام جي خلاف هجن، يهوديت هجي يا نصرانيت يا ٻي ڪا به ملت.

ف٣٢٢ توريت.

ف٣٢٣ يعني بني اسرائيل.

ف٣٢٤ ۽ بعث حساب ۽ ثواب وعذاب ۽ ديدارِ الاهي جي تصديق ڪن.

ف٣٢٥ يعني قرآن شريف جيڪو گهڻي خير، گهڻي نفعي ۽ گهڻي برڪت وارو آهي ۽ قيامت تائين رهندو ۽ برقرار، تبديلي ۽ نسخ کان محفوظ رهندو.

ف٣٢٦ يعني يهودين ۽ نصارن تي توريت ۽ انجيل.

ع ١٩ / ٤ / ٦

ف٣٢٧ ڇو ته اهو اسان جي ٻولي ۾ ئي نه هو، نه اسان کي ڪنهن ان جي معنىٰ ٻڌائي. الله تعالىٰ قرآن ڪريم نازل فرمائي انهن جي ان عذر کي ختم ڪري ڇڏيو.

ف٣٢٨ ڪافرن جي هڪ جماعت چيو هو ته يهودين ۽ نصارن تي ڪتاب نازل ٿيا مگر اهي بدعقلي ۾ گرفتار ٿيا رهيا، انهن ڪتابن مان نفعو حاصل نه ڪيو.

اسان انهن وانگر گهٽ عقل وارا ۽ نادان نه آهيون، اسان جا عقل صحيح آهن، اسان جو عقل ۽ ذهن ۽ سوچ سمجهه اهڙي آهي جو جيڪڏهن اسان تي ڪتاب لهي ها ته اسان صحيح رستي تي هجون ها.

قرآن مجيد نازل فرمائي انهن جو اهو عذر به ختم ڪيو ويو، جيئن ته اڳتي ارشاد ٿئي ٿو. ف٣٢٩ يعني هي قرآن پاڪ، جنهن ۾ واضح حجت، صاف بيان، هدايت ۽ رحمت آهي.

اللّٰهِ وَصَدَفَ عَنْهَا ۭ سَنَجْزِي الَّذِيْنَ يَصْدِفُوْنَ عَنْ اٰيٰتِنَا
سمجهيءِ انهن کان منهن موڙيي، عنقريب اهي جيکي اسان جي آيتن کان منهن ڦيرين ٿا، اسان انهن کي
سُوْٓءَ الْعَذَابِ بِمَا كَانُوْا يَصْدِفُوْنَ ﴿١٥٧﴾ هَلْ يَنْظُرُوْنَ اِلَّآ اَنْ
وڏي عذاب جي سزا ڏينداسين انهن جي منهن ڦيرڻ جي سبب. ڇا جي انتظار ۾ آهن ف٣٣٠ مگر هي ته اچن
تَاْتِيَهُمُ الْمَلٰۗىِٕكَةُ اَوْ يَاْتِيَ رَبُّكَ اَوْ يَاْتِيَ بَعْضُ اٰيٰتِ رَبِّكَ ۭ يَوْمَ
انهن وٽ ملائڪ ف٣٣١ يا توهان جي رب جو عذاب يا توهان جي رب جي ڪا نشاني اچي ف٣٣٢ جنهن ڏينهن
يَاْتِيْ بَعْضُ اٰيٰتِ رَبِّكَ لَا يَنْفَعُ نَفْسًا اِيْمَانُهَا لَمْ تَكُنْ
توهان جي رب جي اها هڪ نشاني ايندي ته ڪنهن ساهه کي ايمان آڻڻ فائدو نه ڏيندو جنهن اڳ ايمان نه
اٰمَنَتْ مِنْ قَبْلُ اَوْ كَسَبَتْ فِيْٓ اِيْمَانِهَا خَيْرًا ۭ قُلِ
آندو هو. يا پنهنجي ايمان ۾ ڪو چڱو ڪم نه ڪيو هجائين ف٣٣٣ توهان فرمايو
انْتَظِرُوْٓا اِنَّا مُنْتَظِرُوْنَ ﴿١٥٨﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ فَرَّقُوْا دِيْنَهُمْ وَ
رستو تڪيو ف٣٣٤ اسان تڪيندا رهندا اسين. اهي جن پنهنجي دين ۾ جدا جدا رستا ڪڍيا ۽ ڪيترا ٽولا
كَانُوْا شِيَعًا لَّسْتَ مِنْهُمْ فِيْ شَيْءٍ ۭ اِنَّمَآ اَمْرُهُمْ اِلَى
ٿي ويا ف٣٣٥ اي محبوب توهان جو انهن سان ڪو واسطو نه آهي، انهن جو معاملو اللّٰه جي حوالي
اللّٰهِ ثُمَّ يُنَبِّئُهُمْ بِمَا كَانُوْا يَفْعَلُوْنَ ﴿١٥٩﴾ مَنْ جَاۗءَ بِالْحَسَنَةِ
آهي، پوءِ اهو انهن کي ٻڌائيندو جو ڪجهه اهي ڪندا هئا ف٣٣٦ جنهن هڪ نيڪي ڪئي ته ان جي واسطي
فَلَهٗ عَشْرُ اَمْثَالِهَا ۚ وَمَنْ جَاۗءَ بِالسَّيِّئَةِ فَلَا يُجْزٰٓى اِلَّا
ان جهڙيون ڏهه آهن ف٣٣٧ ۽ جنهن برائي ڪئي ته ان کي بدلو نه ملندو مگر ان
مِثْلَهَا وَهُمْ لَا يُظْلَمُوْنَ ﴿١٦٠﴾ قُلْ اِنَّنِيْ هَدٰىنِيْ رَبِّيْٓ اِلٰى
برابر ۽ انهن تي ظلم نه ٿيندو. توهان فرمايو ته بيشڪ مون کي منهنجي رب سڌي
صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ڬ دِيْنًا قِيَمًا مِّلَّةَ اِبْرٰهِيْمَ حَنِيْفًا ۚ وَمَا
وات ڏيکاري ف٣٣٨ نيڪ دين ابراهيم جي ملت جيڪو هر باطل کان جدا هو ۽
كَانَ مِنَ الْمُشْرِكِيْنَ ﴿١٦١﴾ قُلْ اِنَّ صَلَاتِيْ وَنُسُكِيْ وَ
مشرڪ نه هو ف٣٣٩. توهان فرمايو بيشڪ منهنجي نماز ۽ منهنجون قربانيون ۽

ف٣٣٠ جڏهن وحدانيت ۽ رسالت تي زبردست حجتون قائم ٿي ويون ۽ ڪفري عقيدن ۽ گمراهي جو باطل هجڻ ظاهر ڪيو ويو ته پوءِ اڃا ايمان آڻڻ ۾ ڇو توقف آهي؟ ڪهڙو انتظار باقي آهي...؟

ف٣٣١ سندن روحن قبض ڪرڻ جي لاءِ.

ف٣٣٢ قيامت جي نشانين مان جمهور مفسرن وٽ هن نشانيءَ مان سج جو اولهه کان اڀرڻ مراد آهي.

ترمذي جي حديث ۾ به ائين ئي آيل آهي. بخاري ۽ مسلم جي حديث ۾ آهي ته قيامت قائم نه ٿيندي جيستائين سج اولهه کان نه اڀري ۽ جڏهن سج اولهه کان اڀرندو ۽ اُن کي ماڻهو ڏسندا ته سڀ ان وقت ايمان آڻيندا، جڏهن ته اهو ايمان انهن کي نفعو نه ڏيندو.

ف٣٣٣ يعني عبادت نه ڪئي هئي. معنيٰ هيءَ آهي ته نشاني اچڻ کان اڳ جنهن ايمان نه آندو، تنهن جو نشاني اچڻ کان پوءِ ايمان قبول نه آهي. اهڙيءَ طرح جيڪو نشاني کان اڳ توبهه نه ڪري نشاني کان پوءِ سندس توبهه قبول نه آهي، مگر جيڪي ايمان وارا پهريائين نيڪ عمل ڪندا هوندا، تن جا عمل نشاني کان پوءِ به قبول هوندا.

ف٣٣٤ انهن مان ڪنهن هڪ جو، يعني موت جي ملائڪن جي اچڻ يا عذاب يا نشاني جي اچڻ جو.

ف٣٣٥ يهودين ۽ نصارن وانگر.

حديث شريف ۾ آهي ته يهودي ايڪهتر[٧١] فرقا ٿي ويا، تن مان صرف هڪ ڇوٽڪاري وارو آهي، باقي سڀ دوزخي آهن؛ ۽ نصارا ٻاهتر[٧٢] فرقا ٿي ويا، تن مان هڪ ڇوٽڪاري وارو، باقي ٻوٽل دوزخي ۽ منهنجي امت به ٽيهتر[٧٣] فرقا ٿي ويندي ۽ تن مان هڪ کان سواءِ سمورا جا سمورا دوزخي ٿيندا ۽ اهو هڪ سوادِ اعظم يعني وڏي جماعت آهي ۽ هڪ روايت ۾ آهي ته جيڪو منهنجي وات ۽ منهنجي صحابه ڪرام جي وات تي آهي.

ف٣٣٦ ۽ آخرت ۾ انهن کي پنهنجي ڪردار جو انجام معلوم ٿي ويندو.

ف٣٣٧ يعني هڪ نيڪي ڪرڻ واري کي ڏهن نيڪين جي جزا ملندي ۽ اها به حد ۽ انتها جي طريقي تي نه آهي بلڪ اللّٰه تعالىٰ جنهن جي لاءِ جيترو چاهي، ان جي نيڪين کي وڌائي، هڪ جي عيوض ستن سون کي يا بي حساب عطا فرمائي. اصل هيءَ آهي ته نيڪين جو ثواب صرف فضل آهي، اهو ئي اهل سنت جو مذهب آهي ۽ برائي جي اوتري ئي جزا، اهو عدل آهي. ف٣٣٨ يعني دينِ اسلام، جيڪو اللّٰه تعالىٰ وٽ مقبول آهي. ف٣٣٩ هن ۾ قريش جي ڪافرن جو رد آهي جيڪي گمان ڪندا هئا ته اهي ابراهيمي دين تي آهن. اللّٰه تعالىٰ فرمايو ته حضرت ابراهيم عليه السلام مشرڪ ۽ بت پرست نه هو. تنهن ڪري بت پرستي ڪرڻ وارن مشرڪن جي اها دعويٰ باطل آهي ته اهي ابراهيمي ملت تي آهن.

مَحْيَايَ وَمَمَاتِيْ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿١٦٢﴾ لَا شَرِيْكَ لَهٗ ۚ وَ

منهنجو جيئڻ ۽ منهنجو مرڻ سمورو الله جي واسطي آهي جيڪو سمورن جهانن جو رب آهي. ان جو ڪوئي شريڪ نه آهي ۽

بِذٰلِكَ اُمِرْتُ وَاَنَا اَوَّلُ الْمُسْلِمِيْنَ ﴿١٦٣﴾ قُلْ اَغَيْرَ اللّٰهِ

مون کي اهو ئي حڪم ٿيو آهي ۽ مان سمورن کان پهريون مسلمان آهيان ف٣٤٠ تون فرماءِ ڇا الله کان سواءِ

اَبْغِيْ رَبًّا وَّهُوَ رَبُّ كُلِّ شَيْءٍ ۭ وَلَا تَكْسِبُ كُلُّ نَفْسٍ

ٻيو رب ڳوليان حالانڪ اهو هر شيءِ جو رب آهي ف٣٤١ ۽ جيڪو جو ڪجهه ڪمائي ا هو ا ن جي

اِلَّا عَلَيْهَا ۚ وَلَا تَزِرُ وَازِرَةٌ وِّزْرَ اُخْرٰي ۚ ثُمَّ اِلٰى رَبِّكُمْ

ذمي آهي ۽ ڪو ٻار کڻندڙ ٻئي جو بار نه کڻندو ف٣٤٢ پوءِ توهان کي پنهنجي رب

مَّرْجِعُكُمْ فَيُنَبِّئُكُمْ بِمَا كُنْتُمْ فِيْهِ تَخْتَلِفُوْنَ ﴿١٦٤﴾ وَهُوَ

جي طرف موٽڻو آهي ف٣٤٣ اهو توهان کي ٻڌائيندو جنهن ۾ توهان اختلاف ڪندا هئا. ۽ اهو ئي

الَّذِيْ جَعَلَكُمْ خَلٰۗىِٕفَ الْاَرْضِ وَرَفَعَ بَعْضَكُمْ فَوْقَ بَعْضٍ

آهي، جنهن زمين ۾ توهان کي نائب ڪيو ف٣٤٤ ۽ توهان مان هڪڙن کي ٻين تي ڪيئي درجا بلندي

دَرَجٰتٍ لِّيَبْلُوَكُمْ فِيْ مَآ اٰتٰىكُمْ ۭ اِنَّ رَبَّكَ سَرِيْعُ الْعِقَابِ ۖ

ڏنائين ف٣٤٥ جيئن توهان کي آزمائي ف٣٤٦ ان شيءِ ۾ جيڪا توهان کي عطا ڪيائين. بيشڪ تنهنجي رب کي عذاب ڪندي دير نٿي لڳي

وَاِنَّهٗ لَغَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿١٦٥﴾ ع

۽ بيشڪ اهو ضرور بخشيندڙ مهربان آهي.

سُوْرَةُ الْاَعْرَافِ ٧ مَكِّيَّةٌ ٣٩ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ — اٰيَاتُهَا ٢٠٦ رُكُوْعَاتُهَا ٢٤

سورة اعراف مڪي آهي ف١ هن ۾ — الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) — ٢٠٦ آيتون ۽ ٢٤ رڪوع آهن

الٓمّٓصٓ ﴿١﴾ كِتٰبٌ اُنْزِلَ اِلَيْكَ فَلَا يَكُنْ فِيْ صَدْرِكَ حَرَجٌ

اي محبوب! هڪ ڪتاب تنهنجي طرف نازل ڪيو ويو پوءِ تنهنجي دل ان کان رڪجڻ نه گهرجي ف٢

مِّنْهُ لِتُنْذِرَ بِهٖ وَذِكْرٰي لِلْمُؤْمِنِيْنَ ﴿٢﴾ اِتَّبِعُوْا مَآ اُنْزِلَ

جيئن تون ان سان ڊيڄارين ۽ مسلمانن کي نصيحت آهي. اي انسانو! ان تي هلو جيڪو توهان

اِلَيْكُمْ مِّنْ رَّبِّكُمْ وَلَا تَتَّبِعُوْا مِنْ دُوْنِهٖٓ اَوْلِيَاۗءَ ۭ قَلِيْلًا مَّا

جي طرف توهان جي رب وٽان نازل ٿيو ف٣ ۽ ان کي ڇڏي ٻين حاڪمن جي پٺيان نه لڳو، تمام ٿورو



ف٣٤٠ اوليت يا ته هن اعتبار سان آهي ته نبين سڳورن جو اسلام سندن اُمت تي مقدم هوندو آهي يا هن اعتبار سان ته حضور پُرنُور محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن اول مخلوقات آهن ته پوءِ ضرور اول المسلمين ٿيا.

ف٣٤١ شان نزول :- ڪافرن محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کي چيو هو ته توهان اسان جي دين جي طرف موٽي اچو ۽ اسان جي معبودن جي عبادت ڪريو. حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته وليد ابن مغيره چوندو هو ته منهنجو رستو اختيار ڪريو، ان ۾ جيڪڏهن ڪجهه گناهه آهي ته اهو منهنجي ڪنڌ تي. انهيءَ تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي ۽ ٻڌايو ويو ته اهو رستو باطل آهي، خدا شناس ڪهڙي طرح پسند ڪري سگهي ٿو ته الله تعالىٰ کان سواءِ ڪنهن ٻئي کي رب سڏي، ۽ هي به باطل آهي ته ڪنهن جو گناهه ٻيو ڪٽي سگهي.

ف٣٤٢ هر شخص پنهنجي گناهه ۾ پڪڙيل هوندو، ٻئي جي گناهه ۾ نه.

ف٣٤٣ قيامت جي ڏينهن.

ف٣٤٤ ڇو ته حُضور پُرنور محبوب سيّد عالم صلى الله عليه وسلم جن خاتم النبيين آهن. ڪائنات پوءِ ڪو به نبي نه آهي ۽ سندن اُمت آخر الامم آهي. ان ڪري انهن کي زمين ۾ اڳين جو خليفو ڪيائين ته جيئن ان جا مالڪ هجن ۽ ان ۾ تصرف ڪن. ع ٢٠ النصف ١١ ٧

ف٣٤٥ شڪل وصورت ۾، حسن وجمال ۾، رزق ومال ۾، علم وعقل ۾ ۽ قوت وڪمال ۾.

ف٣٤٦ يعني آزمائش ۾ وجهي ته توهان نعمت، مرتبو ۽ مال حاصل ڪري ڪيئن شڪرگذار هوٿا ۽ هڪٻئي سان ڪهڙي قسم جو سلوڪ ڪريو ٿا.

ف١ سورة اعراف، هيءَ سورة مڪه مڪرمه ۾ نازل ٿي ۽ هڪ روايت ۾ آهي ته پنجن آيتن کان سواءِ هي سورة مڪي آهي جن مان پهرين آيت وَاسْـَٔـلْهُمْ عَنِ الْقَرْيَةِ الَّتِيْ آهي. هن سورة ۾ ٻه سؤ ڇهه آيتون، چوويهه رڪوع ۽ ٽي هزار ٽي سؤ پنجويهه ڪلمان ۽ چوڏهن هزار ڏهه حرف آهن.

ف٢ هن خيال جي ڪري ته شايد ماڻهو نه مڃن ۽ ان تي اعتراض ڪن ۽ ان جي تڪذيب جي پويان هجن.

ف٣ يعني قرآن شريف، جنهن ۾ هدايت ۽ نور جو بيان آهي. زجاج چيو ته قرآن شريف ۽ ان شيءِ جي تابعداري ڪريو، جيڪا نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن آندي ڇو ته اهو سڀ الله تعالىٰ جو نازل ڪيل آهي، جيئن ته قرآن شريف ۾ فرمايو اٿس مَآ اٰتٰىكُمُ الرَّسُوْلُ فَخُذُوْهُ الْاٰيَةَ. يعني جو ڪجهه توهان وٽ رسول آڻين، ان کي وٺو ۽ جنهن کان منع فرمائين، تنهن کان پري رهو.

تَذَكَّرُوْنَ ﴿٣﴾ وَكَمْ مِّنْ قَرْيَةٍ اَهْلَكْنٰهَا فَجَآءَهَا بَاْسُنَا بَيَاتًا اَوْ

سمجهو ٿا ۽ ڪيتريون ئي ڳوٺ اسان تباهه ڪيا ف٤ پوءِ انهن تي اسان جو عذاب رات جو آيو يا اهي ٻن پهرن جي وقت

هُمْ قَآئِلُوْنَ ﴿٤﴾ فَمَا كَانَ دَعْوٰىهُمْ اِذْ جَآءَهُمْ بَاْسُنَآ اِلَّآ اَنْ

ستل هئا ف٥ پوءِ انهن جي واتان ڪجهه به نه نڪتو جڏهن اسان جو عذاب انهن تي آيو مگر اهو ئي

قَالُوْٓا اِنَّا كُنَّا ظٰلِمِيْنَ ﴿٥﴾ فَلَنَسْـَٔلَنَّ الَّذِيْنَ اُرْسِلَ اِلَيْهِمْ

چوڻ لڳا ته اسان ظالم هئاسين ف٦ پوءِ بيشڪ ضرور اسان پڇنداسين جن وٽ رسول ويا ف٧ ۽

وَلَنَسْـَٔلَنَّ الْمُرْسَلِيْنَ ﴿٦﴾ فَلَنَقُصَّنَّ عَلَيْهِمْ بِعِلْمٍ وَّ مَا كُنَّا

بيشڪ ضرور اسان سوال ڪنداسين رسولن کان ف٨ پوءِ ضرور اسان انهن کي ٻڌائينداسين ف٩ پنهنجي علم سان ۽ اسان

غَآئِبِيْنَ ﴿٧﴾ وَالْوَزْنُ يَوْمَئِذِ الْحَقُّ ۚ فَمَنْ ثَقُلَتْ مَوَازِيْنُهٗ

غائب نه هئاسين. ۽ ان ڏينهن وزن ضرور ٿيڻو آهي ف١٠ پوءِ جن جا پُڙ ڳورا ٿيا ف١١

فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُفْلِحُوْنَ ﴿٨﴾ وَمَنْ خَفَّتْ مَوَازِيْنُهٗ فَاُولٰٓئِكَ

اهي ئي مراد کي پهتا. ۽ جن جا پُڙ هلڪا رهيا ف١٢ پوءِ اهي آهن جن

الَّذِيْنَ خَسِرُوْٓا اَنْفُسَهُمْ بِمَا كَانُوْا بِاٰيٰتِنَا يَظْلِمُوْنَ ﴿٩﴾ وَ

پنهنجي پاڻ کي نقصان ۾ وڌو انهن زيادتين جي سبب جيڪي اسان جي آيتن سان ڪندا هئا. ف١٣ ۽

لَقَدْ مَكَّنّٰكُمْ فِى الْاَرْضِ وَجَعَلْنَا لَكُمْ فِيْهَا مَعَايِشَ ؕ قَلِيْلًا

بيشڪ اسان توهان کي زمين ۾ طاقت ڏني ۽ توهان جي واسطي ان ۾ زندگي جا سبب بنايا ف١٤ تمام ٿورو

مَّا تَشْكُرُوْنَ ﴿١٠﴾ وَلَقَدْ خَلَقْنٰكُمْ ثُمَّ صَوَّرْنٰكُمْ ثُمَّ قُلْنَا

شڪر ڪريو ٿا. ف١٥ ۽ بيشڪ اسان توهان کي پيدا ڪيو پوءِ توهان جي صورتن ٺاهي سين پوءِ اسان ملائڪن کي فرمايو

لِلْمَلٰٓئِكَةِ اسْجُدُوْا لِاٰدَمَ ۖۗ فَسَجَدُوْٓا اِلَّآ اِبْلِيْسَ ؕ لَمْ يَكُنْ مِّنَ

ته آدم کي سجدو ڪيو پوءِ اهي سمورا سجدي ۾ ڪري پيا مگر ابليس اهو سجدي ڪندڙن مان

السّٰجِدِيْنَ ﴿١١﴾ قَالَ مَا مَنَعَكَ اَلَّا تَسْجُدَ اِذْ اَمَرْتُكَ ؕ قَالَ اَنَا خَيْرٌ

نه هو. فرمايائين ڪهڙي شيءِ توکي روڪيو جو تو سجدو نه ڪيو جڏهن ته مان توکي حڪم ڏنو هو ف١٦ چوڻ لڳو مان ان کان

مِّنْهُ ۚ خَلَقْتَنِىْ مِنْ نَّارٍ وَّخَلَقْتَهٗ مِنْ طِيْنٍ ﴿١٢﴾ قَالَ فَاهْبِطْ

ڀلو آهيان تو مون کي باهه مان بنايو ۽ هن کي مٽي مان ناهيو ف١٧ فرمايائين هتان لهي وڃ



ف٤ هاڻي الله جي حڪم جي تابعداري ڇڏڻ ۽ ان کان منهن ڦيرائڻ جا نتيجا اڳين قومن جي حالتن ۾ ڏيکاريا وڃن ٿا.

ف٥ معنىٰ هيءَ آهي ته اسان جو عذاب اهڙي وقت آيو جڏهن انهن کي خيال به نه هو يا رات جو وقت هو ۽ اهي آرام ۾ هئا يا ڏينهن جو ٻن پهرن جو وقت هو ۽ اهي آرام ۾ هئا نه عذاب جي نازل ٿيڻ جي ڪا نشاني هئي نه قياس، جو اڳي ئي واقف هجن ها اوچتو اچي ويو. ان سان ڪافرن کي تنبيهه ڪئي وڃي ٿي ته اهي امن ۽ آرام جي سببن تي مغرور نه ٿين. جڏهن الله تعالىٰ جو عذاب ايندو آهي ته هڪ ئي پيري اچي ويندو آهي.

ف٦ عذاب اچڻ تي انهن پنهنجي جُرم جو اعتراف ڪيو ۽ ان وقت اعتراف به فائدو نه ٿو ڏئي.

ف٧ ته انهن رسولن جي دعوت جو ڪهڙو جواب ڏنو ۽ انهن جي حڪم جي ڪهڙي تعميل ڪئي.

ف٨ ته انهن پنهنجن امتن کي اسان جا پيغام پهچايا ۽ انهن اُمتن ڪين ڪهڙو جواب ڏنو.

ف٩ رسولن کي ۽ انهن جي اُمتن کي به ته انهن دُنيا ۾ ڇا ڪيو.

ف١٠ هن طرح ته الله عزوجل هڪ ميزان قائم فرمائيندو جنهن جو هر هڪ پڙ ايتري ته ڪشادگي رکندو جيتري اوڀر ۽ اولهه جي وچ ۾ ڪشادگي آهي. ابن جوزي چيو ته حديث شريف آيو آهي ته حضرت داؤد عليه السلام بارگاهِ الاهيءَ ۾ ميزان ڏسڻ جي درخواست ڪئي. جڏهن ميزان ڏيکاريو ويو ۽ پاڻ ان جي پُڙن جي ڪشادگي ڏٺي، عرض ڪيائين يارب! ڪنهن جي طاقت آهي جو اُنهن کي نيڪين سان ڀري سگهي. ارشاد ٿيو ته اي داؤد! مان جڏهن پنهنجن ٻانهن کان راضي ٿيندو آهيان ته هڪ کارڪ سان ان کي ڀري ڇڏيندو آهيان، يعني ٿوري نيڪي به مقبول ٿي وڃي ته پوءِ فضلِ الاهيءَ سان ايتري وڌي وڃي ٿي جو ميزان کي ڀري ڇڏي.

ف١١ نيڪيون زياده ٿيون.

ف١٢ ۽ انهن ۾ ڪا نيڪي نه ٿي. اهو ڪافرن جو حال هوندو جيڪي ايمان کان محروم آهن ۽ ان سبب جي ڪري انهن جو ڪو عمل مقبول نه آهي.

ع ١٠ ٨

ف١٣ جو انهن کي ڇڏي ڏيندا هئا، ڪوڙو چوندا هئا، انهن جي تابعداري کان مُنهن ڦيرائيندا هئا. ف١٤ ۽ پنهنجي فضل سان توهان کي راحتون ڏنيون، ان جي باوجود توهان. ف١٥ شڪر جي حقيقت نعمت جو تصور ۽ ان جو اظهار آهي ۽ ناشڪري نعمت کي وسارڻ ۽ ان کي لڪائڻ. ف١٦ مسئلو:- هن مان ثابت ٿئي ٿو ته امر وجوب جي لاءِ هوندو آهي ۽ سجدي نه ڪرڻ جو سبب معلوم فرمائڻ ملامت جي لاءِ آهي ۽ هن لاءِ ته شيطان جي دشمني ۽ ان جو ڪفر ۽ تڪبر ۽ پنهنجي اصل تي فخر وارو هجڻ ۽ حضرت آدم عليه السلام جي اصل جي حقارت ڪرڻ ظاهر ٿي وڃي. ف١٧ هن مان سندس مراد هيءَ هئي ته باهه مٽيءَ کان افضل ۽ اعلىٰ آهي، پوءِ جنهن جو اصل باهه هوندي ۽ اهو افضل هوندو ان کان جنهن جو اصل مٽي هجي ۽ ان خبيث جو اهو خيال غلط ۽ باطل آهي؛ ڇو ته افضل اهو آهي جنهن کي مولىٰ ۽ مالڪ فضيلت ڏئي. فضيلت جو دارومدار اصل ۽ جوهر تي آهي، بلڪ مالڪ جي تابعداري تي آهي ۽ فرمانبرداري تي، ۽ باهه جو مٽيءَ کان افضل هجڻ به صحيح نه آهي، ڇو ته باهه ۾ غصو، تيزي ۽ غرور آهي ۽ هي تڪبر واري هجڻ جو سبب ٿئي ٿو، ۽ مٽيءَ مان سُڪون، بُردباري، حياءُ ۽ صبر حاصل ٿين ٿيا. مٽيءَ سان ملڪ آباد ٿين ٿا ۽ باهه سان هلاڪ ٿين ٿا. مٽي امانت واري آهي، جيڪا شيءِ ان ۾ رکي وڃي ان کي محفوظ رکي ۽ وڌائي ۽ باهه فنا ڪري ڇڏي ٿي. ان جي باوجود لطف هيءَ آهي ته مٽي باهه کي وسائي ڇڏي ٿي ۽ باهه مٽيءَ کي فنا نٿي ڪري سگهي؛ ان کان علاوه ابليس جي بي وقوفي ۽ بد بختي هيءَ آهي ته ان نص جي موجود هوندي ان جي سامهون قياس ڪيو ۽ جيڪو قياس، نص جي مخالف هجي اهو ضرور مردود آهي.

مِنۡهَا فَمَا يَكُوۡنُ لَكَ اَنۡ تَتَكَبَّرَ فِيۡهَا فَاخۡرُجۡ اِنَّكَ مِنَ

توکي حق نہ تو پھچي جو هتي رهي وڏائي ڪرين نڪري وڃ ف۱۸ تون آهين ذلت

الصّٰغِرِيۡنَ ﴿۱۳﴾ قَالَ اَنۡظِرۡنِىۡۤ اِلٰى يَوۡمِ يُبۡعَثُوۡنَ ﴿۱۴﴾ قَالَ اِنَّكَ

وارن مان. ف۱۹ چيائين مون کي مهلت ڏي ان ڏينهن تائين جو ماڻهو اٿاريا وڃن. فرمايائين توکي

مِنَ الۡمُنۡظَرِيۡنَ ﴿۱۵﴾ قَالَ فَبِمَاۤ اَغۡوَيۡتَنِىۡ لَاَقۡعُدَنَّ لَهُمۡ صِرَاطَكَ

مهلت آهي. ف۲۰ چيائين قسم آهي ان جو تو مون کي گمراهه ڪيو، مان ضرور تنهنجي سڌي رستي تي انهن

الۡمُسۡتَقِيۡمَ ﴿۱۶﴾ ثُمَّ لَاٰتِيَنَّهُمۡ مِّنۡۢ بَيۡنِ اَيۡدِيۡهِمۡ وَمِنۡ خَلۡفِهِمۡ

جي تاڙ ۾ ويهندس. ف۲۱ پوءِ ضرور مان انهن وٽ ويندس انهن جي اڳيان ۽ انهن جي پٺيان

وَعَنۡ اَيۡمَانِهِمۡ وَعَنۡ شَمَآئِلِهِمۡ‌ؕ وَلَا تَجِدُ اَكۡثَرَهُمۡ شٰكِرِيۡنَ ﴿۱۷﴾

۽ انهن جي سڄي ۽ انهن جي کٻي طرف کان ف۲۲ ۽ تون انهن مان گهڻن کي شڪرگذار نه ڏسندين. ف۲۳

قَالَ اخۡرُجۡ مِنۡهَا مَذۡءُوۡمًا مَّدۡحُوۡرًا‌ ؕ لَمَنۡ تَبِعَكَ مِنۡهُمۡ لَاَمۡلَئَنَّ

فرمايائين هتان نڪري وڃ هتايل تڙيل ضرور جيڪو انهن مان تنهنجي چئي تي هلندو

جَهَنَّمَ مِنۡكُمۡ اَجۡمَعِيۡنَ ﴿۱۸﴾ وَيٰۤاٰدَمُ اسۡكُنۡ اَنۡتَ وَزَوۡجُكَ الۡجَـنَّةَ

مان توهان سمورن سان جهنم کي ڀريندس ف۲۴ ۽ اي آدم تون ۽ تنهنجي زال ف۲۵ بهشت ۾ رهو

فَكُلَا مِنۡ حَيۡثُ شِئۡتُمَا وَلَا تَقۡرَبَا هٰذِهِ الشَّجَرَةَ فَتَكُوۡنَا

پوءِ ان مان جتان وڻيو کائو ۽ هن وڻ جي ويجهو نه وڃجو جو حد کان لنگهندڙن مان

مِنَ الظّٰلِمِيۡنَ ﴿۱۹﴾ فَوَسۡوَسَ لَهُمَا الشَّيۡطٰنُ لِيُبۡدِىَ لَهُمَا مَاوٗرِىَ

ٿي ويندؤ پوءِ شيطان انهن جي دل ۾ خيال وڌو جيئن انهن تي ظاهر ڪري انهن جي شرم جون

عَنۡهُمَا مِنۡ سَوۡاٰتِهِمَا وَقَالَ مَا نَهٰٮكُمَا رَبُّكُمَا عَنۡ هٰذِهِ

شيون ف۲۶ جيڪي انهن کان لڪل هيون ف۲۷ ۽ چيائين توهان کي توهان جي رب هن وڻ کان هن جي ڪري

الشَّجَرَةِ اِلَّاۤ اَنۡ تَكُوۡنَا مَلَـكَيۡنِ اَوۡ تَكُوۡنَا مِنَ الۡخٰلِدِيۡنَ ﴿۲۰﴾ وَ

منع فرمائي آهي جو متان توهان ملائڪ ٿي وڃو يا هميشه جيئي حياتي وارا. ف۲۸ ۽ انهن سان

قَاسَمَهُمَاۤ اِنِّىۡ لَـكُمَا لَمِنَ النّٰصِحِيۡنَ ﴿۲۱﴾ فَدَلّٰٮهُمَا بِغُرُوۡرٍ‌ ۚ فَلَمَّا

قسم کنيائين ته مان توهان ٻنهي جو خيرخواه آهيان. پوءِ انهن کي لاٿائين ٺڳي سان ف۲۹ پوءِ جڏهن

ف۱۸ جنت مان جو هيٺ تابعداري ۽ نوڙت ڪرڻ وارن جي جڳهه آهي. منڪر ۽ سرڪش جي نه آهي.

ف۱۹ جو انسان تنهنجي مذمت ڪندو ۽ هر زبان تو تي لعنت ڪندي ۽ اهو ئي تڪبر ڪرڻ واري جو انجام آهي.

ف۲۰ ۽ ان مهلت جي مدت سورة الحجر ۾ بيان فرمائي ويئي ۽ اِنَّكَ مِنَ الۡمُنۡظَرِيۡنَ اِلٰى يَوۡمِ الۡوَقۡتِ الۡمَعۡلُوۡمِ ۽ هي وقت پهرين ڦوڪ جو آهي، جڏهن سمورا ماڻهو مري ويندا. شيطان مُئن جي زنده ٿيڻ تائين مهلت گهري هئي ۽ ان مان سندس مطلب هي هو ته موت جي سختي کان بچي وڃي، اهو قبول نه ٿيو ۽ پهرين ڦوڪ تائين مهلت ڏني ويئي.

ف۲۱ ته بني آدم جي دل ۾ وسوسا وجهان ۽ انهن کي باطل جي طرف مائل ڪريان، گناهن جي رغبت ڏيار يان، تنهنجي تابعداري ۽ عبادت کان روڪيان ۽ گمراهي ۾ وجهان.

ف۲۲ يعني چئني طرفن کان انهن کي گهيرو ڪري سڌي واٽ کان ڦيرائيندس.

ف۲۳ جڏهن ته شيطان بني آدم کي گمراهه ڪرڻ ۽ شهوتن ۽ قبيح فعلن ۾ مبتلا ڪرڻ ۾ پنهنجي مڪمل ڪوشش ڪرڻ جو اراد و ڪري چڪو هو، ان ڪري کيس گمان هو ته اهو بني آدم کي ڀٽڪائي ۽ انهن کي فريب ڏيئي خداوند عالم جي نعمتن جي شڪر ۽ سندس عبادت ۽ فرمانبرداري کان روڪي ڇڏيندو.

ف۲۴ توکي ۽ تنهنجي اولاد کي ۽ تنهنجي تابعداري ڪرڻ وارن ماڻهن کي به سڀني کي جهنم ۾ داخل ڪيو ويندو. شيطان کي جنت مان ڪڍي ڇڏڻ کان پوءِ حضرت آدم عليه السلام کي خطاب فرمايائين جيڪو اڳتي اچي ٿو.

ف۲۵ يعني حضرت حوا.

ف۲۶ يعني اهڙو وسوسو وڌائين جو جنهن جو نتيجو هي ٿئي ته اهي ٻيئي پاڻ ۾ هڪٻئي جي سامهون اگهاڙا ٿين. هن آيت مان هي مسئلو ثابت ٿيو ته اهو جسم، جنهن کي عورت (اُوگهڙ) چوندا آهن، ان کي لڪائڻ ضروري آهي ۽ کولڻ منع آهي ۽ هي به ثابت ٿيو ته ان جو کولڻ هميشه کان وٺي عقل وٽ مذموم ۽ طبيعتن کي ناپسند رهيو آهي.

ف۲۷ هن مان معلوم ٿيو ته انهن ٻنهي سڳورن اجا تائين هڪٻئي جي اوگهڙ نه ڏٺي هئي. ف۲۸ جو جنت ۾ رهو ۽ ڪڏهن به نه مرو. ف۲۹ معنيٰ هي آهي ته ابليس ملعون ڪوڙو قسم کڻي حضرت آدم عليه السلام کي دوکو ڏنو ۽ پهريون ڪوڙي قسم کڻڻ وارو ابليس آهي. حضرت آدم عليه السلام کي گمان به نه هو ته ڪو الله تعالیٰ جو قسم کڻي ڪوڙ ڳالهائي سگهي ٿو. انهيءَ ڪري پاڻ ان جي ڳالهه تي اعتبار ڪيائين.

ذَاقَا الشَّجَرَةَ بَدَتْ لَهُمَا سَوْاٰتُهُمَا وَطَفِقَا يَخْصِفٰنِ عَلَيْهِمَا

انهن انهيءَ وڻ کي چکيو ته انهن تي سندن شرم جون شيون ظاهر ٿي پيون ف۳۰ ۽ پنهنجي جسم تي بهشت جا پن

مِنْ وَّرَقِ الْجَنَّةِ ؕ وَنَادٰىهُمَا رَبُّهُمَآ اَلَمْ اَنْهَكُمَا عَنْ تِلْكُمَا

چمبڙائڻ لڳا ۽ انهن کي سندن رب فرمايو ڇا مان توهان کي هن وڻ کان روڪيو

الشَّجَرَةِ وَاَقُلْ لَّكُمَآ اِنَّ الشَّيْطٰنَ لَكُمَا عَدُوٌّ مُّبِيْنٌ ﴿۲۲﴾ قَالَا رَبَّنَا

هو ۽ توهان کي فرمايو نه هو ته شيطان توهان جو چٽو دشمن آهي. ٻنهي عرض ڪيو

ظَلَمْنَآ اَنْفُسَنَا ٚ وَاِنْ لَّمْ تَغْفِرْ لَنَا وَتَرْحَمْنَا لَنَكُوْنَنَّ مِنَ

اي اسان جا رب اسان پنهنجو پاڻ نقصان ڪيو جيڪڏهن تو اسان کي نه بخشيو ۽ اسان تي رحم نه ڪيئي ته اسان ضرور نقصان وارن مان

الْخٰسِرِيْنَ ﴿۲۳﴾ قَالَ اهْبِطُوْا بَعْضُكُمْ لِبَعْضٍ عَدُوٌّ ۚ وَلَكُمْ فِى

ٿينداسين. فرمايائين لهي وڃو و۳۱ توهان مان هڪ ٻئي جا دشمن آهن ۽ توهان کي زمين

الْاَرْضِ مُسْتَقَرٌّ وَّمَتَاعٌ اِلٰى حِيْنٍ ﴿۲۴﴾ قَالَ فِيْهَا تَحْيَوْنَ وَفِيْهَا

۾ هڪ وقت تائين رهڻ آهي ۽ گذارڻ آهي. فرمايائين انهيءَ ۾ جيئندو ۽ انهيءَ ۾

تَمُوْتُوْنَ وَمِنْهَا تُخْرَجُوْنَ ﴿۲۵﴾ ع يٰبَنِيْٓ اٰدَمَ قَدْ اَنْزَلْنَا عَلَيْكُمْ

مرندؤ ۽ انهيءَ مان اٿاريا ويندؤ. و۳۲ اي آدم جي اولاد بيشڪ اسان توهان جي طرف هڪ

لِبَاسًا يُّوَارِيْ سَوْاٰتِكُمْ وَرِيْشًا ؕ وَلِبَاسُ التَّقْوٰى ۙ ذٰلِكَ خَيْرٌ ؕ

پوشاڪ لاٿي جو توهان جي شرم جي شين کي ڍڪي ۽ هڪ اها جو توهان جو سينگار هجي و۳۳ ۽ پرهيزگاري جي پوشاڪ اها سڀ کان بهتر

ذٰلِكَ مِنْ اٰيٰتِ اللّٰهِ لَعَلَّهُمْ يَذَّكَّرُوْنَ ﴿۲۶﴾ يٰبَنِيْٓ اٰدَمَ لَا يَفْتِنَنَّكُمُ

آهي و۳۴ ۽ هيءَ الله جي نشانين مان آهي جو متان هو نصيحت پرائن. اي آدم جي اولاد و۳۵ خبردار شيطان توهان کي فتني ۾ نه وجهي

الشَّيْطٰنُ كَمَآ اَخْرَجَ اَبَوَيْكُمْ مِّنَ الْجَنَّةِ يَنْزِعُ عَنْهُمَا لِبَاسَهُمَا

جيئن توهان جي ماءُ پيءُ کي بهشت مان ڪڍيائين، لهرايائين انهن جي پوشاڪ جو سندن شرم جون

لِيُرِيَهُمَا سَوْاٰتِهِمَا ؕ اِنَّهٗ يَرٰىكُمْ هُوَ وَقَبِيْلُهٗ مِنْ حَيْثُ لَا تَرَوْنَهُمْ ؕ

شيون انهن کي نظر اچن. بيشڪ اهو ۽ ان جو قبيلو توهان کي اتان ڏسن ٿا جتان توهان انهن کي نٿا ڏسي سگهو و۳۶

اِنَّا جَعَلْنَا الشَّيٰطِيْنَ اَوْلِيَآءَ لِلَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ ﴿۲۷﴾ وَاِذَا فَعَلُوْا

بيشڪ اسان شيطانن کي انهن جو دوست ڪيو آهي جيڪي ايمان نٿا آڻن. جڏهن ڪا بي حيائي ڪن

ف۳۰ ۽ جنتي لباس جسم کان جدا ٿي ويا ۽ اهي هڪ ٻئي کان پنهنجو بدن لڪائي نه سگهيا. ان وقت تائين انهن سڀني مان ڪنهن به پاڻ پنهنجي اُگهڙ نه ڏٺي هئي ۽ نه ان وقت تائين ڪنهن ان جي حاجت پيش آئي هئي.

و۳۱ اي آدم ۽ حوا پنهنجي اولاد سان گڏ، جيڪا توهان ۾ آهي.

و۳۲ قيامت جي ڏينهن حساب جي لاءِ

و۳۳ يعني هڪ لباس ته اهو آهي، جنهن سان بدن لڪايو وڃي ۽ پردو ڪيو وڃي ۽ هڪ لباس اهو آهي، جنهن سان سونهن هجي ۽ هي به غرض صحيح آهي.

و۳۴ پرهيزگاري جو لباس ايمان، حياءُ، نيڪ خصلتون ۽ نيڪ عمل آهن. بيشڪ اهو لباس زينت کان افضل ۽ بهتر آهي.

ع ۲ ۱۵ ۹

و۳۵ شيطان جي ڌوڪي بازي ۽ حضرت آدم عليه السلام سان سندس دشمني جو بيان فرمائي بني آدم کي خبردار ۽ هوشيار ڪيو وڃي ٿو ته اهي شيطان جي وسوسن، برغلائڻ ۽ سندس مڪرن کان بچندا رهن. جيڪو حضرت آدم عليه السلام سان اهڙي فريبڪاري ڪري چڪو آهي، اهو سندس اولاد کي ڪڏهن به معاف ڪرڻ وارو نه آهي.

و۳۶ الله تعالىٰ جنن کي اهڙو ادراڪ ڏنو آهي، جو اهي انسانن کي ڏسن ٿا ۽ انسانن کي اهڙو ادراڪ نه آهي جو اهي جنن کي ڏسي سگهن. حديث شريف ۾ آهي ته شيطان، انسان جي جسم ۾ خون جي رستن (رڳن) ۾ داخل ٿي وڃي ٿو. حضرت ذوالنون رضي الله تعالىٰ عنه فرمايو ته جيڪڏهن شيطان اهڙو آهي جو اهو توهان کي ڏسي ٿو ۽ توهان ان کي نٿا ڏسي سگهو ته پوءِ توهان اهڙي کان مدد گهرو، جيڪو ان کي ڏسندو هجي ۽ اهو ان کي نه ڏسي سگهي، يعني الله ڪريم رحيم ستار غفار کان مدد گهرو.

فَاحِشَةً قَالُوْا وَجَدْنَا عَلَيْهَآ اٰبَآءَنَا وَاللّٰهُ اَمَرَنَا بِهَا ۭ قُلْ اِنَّ

چون ٿا ته ان تي پنهنجي ابي ڏاڏي کي ڏٺوسون ۽ اسان کي الله ان جو حڪم ڏنو وٰ٣٨ تون فرماءِ بيشڪ الله ف٣٧

اللّٰهَ لَا يَاْمُرُ بِالْفَحْشَآءِ ۭ اَتَقُوْلُوْنَ عَلَى اللّٰهِ مَا لَا تَعْلَمُوْنَ ﴿٢٨﴾

بيحيائي جو حڪم نه ڏيندو آهي، ڇا! الله تي اها ڳالهه گهڙيو ٿا جنهن جي توهان کي خبر نه آهي.

قُلْ اَمَرَ رَبِّيْ بِالْقِسْطِ ۣ وَاَقِيْمُوْا وُجُوْهَكُمْ عِنْدَ كُلِّ مَسْجِدٍ

تون فرماءِ منهنجي رب انصاف جو حڪم ڏنو آهي، ۽ هيءُ ته پنهنجا منهن سڌا ڪريو هر نماز جي وقت ۽

وَّادْعُوْهُ مُخْلِصِيْنَ لَهُ الدِّيْنَ ڛ كَمَا بَدَاَكُمْ تَعُوْدُوْنَ ﴿٢٩﴾ ۭ

ان جي عبادت ڪريو خالص انهيءَ جا بانها ٿي ڪري جيئن ان توهان جي شروعات ڪئي ايئن ئي توهان موٽندؤ. ف٣٩

فَرِيْقًا هَدٰى وَفَرِيْقًا حَقَّ عَلَيْهِمُ الضَّلٰلَةُ ۭ اِنَّهُمُ اتَّخَذُوا

هڪڙي فرقي کي وات ڏيکاريائين ف٤٠ ۽ ٻئي فرقي جي گمراهي ثابت ٿي ف٤١ انهن الله

الشَّيٰطِيْنَ اَوْلِيَآءَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ وَيَحْسَبُوْنَ اَنَّهُمْ مُّهْتَدُوْنَ ﴿٣٠﴾

کي ڇڏي شيطان کي ساٿي بنايو ف٤٢ ۽ هي سمجهن ٿا ته اهي راهه تي آهن.

يٰبَنِيْٓ اٰدَمَ خُذُوْا زِيْنَتَكُمْ عِنْدَ كُلِّ مَسْجِدٍ وَّكُلُوْا وَاشْرَبُوْا

اي آدم جي اولاد پنهنجي سينگار کي وٺو، جڏهن مسجد ۾ وڃو ف٤٣ ۽ کائو ۽ پيئو ف٤٤

وَلَا تُسْرِفُوْا ښ اِنَّهٗ لَا يُحِبُّ الْمُسْرِفِيْنَ ﴿٣١﴾ قُلْ مَنْ حَرَّمَ زِيْنَةَ اللّٰهِ

۽ حد کان نه لنگهو بيشڪ حد کان لنگهندڙ ان کي پسند نه آهن. تون فرماءِ ڪنهن حرام ڪئي الله جي اها زينت

الَّتِيْٓ اَخْرَجَ لِعِبَادِهٖ وَالطَّيِّبٰتِ مِنَ الرِّزْقِ ۭ قُلْ هِىَ لِلَّذِيْنَ

جيڪا ان پنهنجي ٻانهن جي واسطي ڪڍي ف٤٥ ۽ پاڪ رزق ف٤٦ تون فرماءِ اها ايمان وارن جي واسطي

اٰمَنُوْا فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا خَالِصَةً يَّوْمَ الْقِيٰمَةِ ۭ كَذٰلِكَ نُفَصِّلُ

آهي دنيا ۾ ۽ قيامت ۾ ته خاص انهن جي آهي، اسان اهڙيءَ طرح آيتون ڪولي بيان ڪندا

الْاٰيٰتِ لِقَوْمٍ يَّعْلَمُوْنَ ﴿٣٢﴾ قُلْ اِنَّمَا حَرَّمَ رَبِّيَ الْفَوَاحِشَ

آهيون ف٤٧ علم وارن جي واسطي. ف٤٨ تون فرماءِ منهنجي رب ته بي حيائيون حرام فرمايون آهن ف٤٩

مَا ظَهَرَ مِنْهَا وَمَا بَطَنَ وَالْاِثْمَ وَالْبَغْيَ بِغَيْرِ الْحَقِّ وَاَنْ تُشْرِكُوْا

جيڪي انهن مان ظاهر آهن ۽ جيڪي لڪل ۽ گناهه ۽ ناحق زيادتي ف٥٠ ۽ الله سان



ف٣٧ ۽ ڪو قبيح فعل يا گناهه انهن کان صادر ٿئي. جيئن جاهليت جي زماني جا ماڻهو، مرد ۽ عورتون اگهاڙا ڪعبه معظمه جو طواف ڪندا هئا. عطا جو قول آهي ته بي حيائي شرڪ آهي ۽ حقيقت هيءَ آهي ته هر قبيح فعل ۽ سمورا گناهه ۽ ڪبائرن ۾ داخل آهن، جيتوڻيڪ هيءَ آيت خاص اُگهاڙو ٿي طواف ڪرڻ جي باري ۾ آئي هجي. جڏهن ڪافرن جي اهڙي بي حيائي جي ڪمن تي سندن مذمت ڪئي ويئي ته اُن تي انهن جيڪو چيو، سو اڳتي اچي ٿو.

ف٣٨ ڪافرن پنهنجي قبيح فعلن جا ٻه عذر بيان ڪيا: هڪ هيءُ ته انهن پنهنجن ابن ڏاڏن کي اهو ئي فعل ڪندي ڏٺو آهي. انهيءَ ڪري انهن جي تابعداري ۾ هي به ڪندا آهن. هيءُ ته جاهل بد ڪار جي تقليد ٿي ۽ اها ڪنهن عقلمند وٽ جائز نه آهي. علم ۽ تقوىٰ واري جي تقليد ڪئي ويندي آهي، نه جاهل گمراهه جي. انهن جو ٻيو عذر هي هو ته الله تعالىٰ انهن کي فعلن جو حڪم ڏنو آهي. اهو صرف الزام ۽ بهتان هو. جيئن ته الله تعالىٰ رد فرمائي ٿو.

ف٣٩ يعني جيئن ان توهان کي نيست مان هست ڪيو، ايئن ئي موت کان پوءِ زنده فرمائيندو. اخروي زندگي جي انڪار ڪرڻ وارن تي هيءُ حجت آهي ۽ هن مان هيءُ به فائدو حاصل ٿئي ٿو ته جڏهن ان جي طرف موٽڻو آهي ۽ اهو عملن جي جزا ڏيندو ته پوءِ طاعتن ۽ عبادتن کي ان لاءِ خاص ڪرڻ ضروري آهي.

ع ٦ ٣ ١٠

ف٤٠ ايمان ۽ معرفت جي ۽ انهن کي طاعت ۽ عبادت جي توفيق ڏنائين.

ف٤١ اُهي ڪافر آهن. ف٤٢ انهن جي تابعداري ڪيائون، انهن جي چوڻ تي هليا، انهن جي حڪم سان ڪفر ۽ گناهن کي اختيار ڪيائون.

ف٤٣ يعني زينت جو لباس ۽ هڪ قول هيءُ آهي ته ڦڻي ڏيڻ، خوشبو ۽ لڳائڻ زينت ۾ داخل آهن. مسئلو:- ۽ سنت هيءُ آهي ته ماڻهو سٺي حالت ۾ نماز لاءِ حاضر ٿئي، ڇو ته نماز ۾ رب کان دعا آهي ته پوءِ ان جي لاءِ سونهن ڪرڻ، عطر لڳائڻ مستحب، جيئن ته اوگهڙ ڍڪڻ ۽ پاڪائي واجب آهي. شان نزول:- مسلم شريف جي حديث ۾ آهي ته جاهليت جي زماني ۾ مرد ڏينهن جو ۽ عورتون رات جو اگهاڙا ٿي طواف ڪندا هئا. هن آيت ۾ اوگهڙ ڍڪڻ ۽ ڪپڙن پهرڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي ۽ هن ۾ دليل آهي ته اوگهڙ جو ڍڪڻ نماز ۽ طواف هر حال ۾ واجب آهي.

ف٤٤ شان نزول:- ڪلبي جو قول آهي ته بني عامر حج جي زماني ۾ پنهنجي خوراڪ گهٽ ڪري ڇڏيندا هئا ۽ گوشت ۽ گيهه ته بلڪل کائيندا ئي نه هئا ۽ ان کي حج جي تعظيم سمجهندا هئا. مسلمانن انهن کي ڏسي عرض ڪيو يارسول الله! اسان ايئن ڪرڻ جو وڌيڪ حق آهي. اُن تي هيءَ آيت نازل ٿي ته کائو ۽ پيئو، گوشت هجي توڙي گيهه، ۽ اسراف نه ڪريو ۽ اهو هي آهي ته ڍُ ڍُ ڀرجڻ کان پوءِ به کائيندا رهو يا حرام جي پرواهه نه ڪريو ۽ هيءُ به اسراف آهي ته جيڪا شيءِ الله تعالىٰ حرام نه ڪئي، ان کي حرام ڪري ڇڏيو. حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ڪائو جيڪو چاهين ۽ پهر جيڪو چاهين. اسراف ۽ تڪبر کان بچندو رهه. مسئلو: آيت ۾ دليل آهي ته کائڻ ۽ پيئڻ جون سموريون شيون حلال آهن انهن کان سواءِ جن تي شريعت ۾ حُرمت جو دليل قائم هجي ڇو ته اهو قائدو مقرر مسلم آهي ته اصل سمورين شين ۾ مباح هجڻ آهي، مگر جنهن تي شارع عليه الصلوٰة والسلام جن منع فرمائي هجي ۽ ان جي حُرمت مستقل دليل سان ثابت هجي. ف٤٥ توڙي لباس هجي يا زينت جو ٻيو سامان. ف٤٦ ۽ کائڻ پيئڻ جون لذيذ شيون. مسئلو:- آيت پنهنجي عموم تي آهي. هر کائڻ جي شيءِ ان ۾ داخل آهي جنهن جي حُرمت تي نص وارد نه ٿي هجي (خازن) پوءِ جيڪي ماڻهو توشه يا رهين، ميلاد شريف، بزرگن جي فاتحه، عرس، شهادت جي مجلسن وغيره جي شيريني، سبيل جي شربت کي ممنوع چون ٿا اُهي هن آيت جا مخالف ٿي ڪري گنهگار ٿين ٿا ۽ ان کي ممنوع چوڻ پنهنجي راءِ کي دين ۾ داخل ڪرڻ آهي ۽ اها ئي بدعت ۽ گمراهي آهي. ف٤٧ جن سان حلال ۽ حرام جا احڪام معلوم ٿين. ف٤٨ جيڪي هي ڄاڻن ٿا ته الله واحد لاشريڪ له آهي، اهو جيڪو حرام ڪري، اهو ئي حرام آهي. ف٤٩ هي مشرڪن کي خطاب آهي، جيڪي اگهاڙا ٿي ڪعبة الله جو طواف ڪندا هئا ۽ الله تعالىٰ جي حلال ڪيل پاڪ شين کي حرام ڪري ڇڏيندا هئا، انهن کي فرمايو وڃي ٿو ته الله اهي شيون حرام نه ڪيون آهن ۽ ان کان پنهنجن ٻانهن کي نه روڪيو آهي. جن شين کي ان حرام فرمايو، سي هي آهن: جيڪي الله تعالىٰ بيان فرمائي ٿو. انهن مان بي حيائي آهي جيڪا ظاهر هجي يا لڪل، قولي هجي يا فعلي. ف٥٠ حرام ڪيائين.

بِاللّٰهِ مَا لَمْ يُنَزِّلْ بِهٖ سُلْطٰنًا وَّاَنْ تَقُوْلُوْا عَلَى اللّٰهِ مَا لَا

شرڪ ڪرڻ جنهن جوان ڪو دليل نہ لاٿو آهي ۽ هيءَ تہ وا٥ الله تي اها ڳالهہ چئو جنهن جو

تَعْلَمُوْنَ ﴿٣٣﴾ وَلِكُلِّ اُمَّةٍ اَجَلٌ ۚ فَاِذَا جَآءَ اَجَلُهُمْ لَا يَسْتَاْخِرُوْنَ

علم نہ ٿا رکو. ۽ هر امت جي واسطي واعدو آهي وا٥٢ پوءِ جڏهن انهن جي واعدي جو وقت آيو تہ هڪ گهڙي نہ

سَاعَةً وَّلَا يَسْتَقْدِمُوْنَ ﴿٣٤﴾ يٰبَنِيْٓ اٰدَمَ اِمَّا يَاْتِيَنَّكُمْ رُسُلٌ مِّنْكُمْ

پٺتي نہ اڳتي ٿيندا اي آدم جي اولاد جيڪڏهن توهان وٽ توهان منجهان رسول اچن وا٥٣

يَقُصُّوْنَ عَلَيْكُمْ اٰيٰتِيْ ۙ فَمَنِ اتَّقٰى وَاَصْلَحَ فَلَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ

منهنجون آيتون پڙهندي پوءِ جيڪو پرهيزگاري ڪري وا٥٤ ۽ ڀاڙ سڌاري وا٥٥ پوءِ ان تي نہ ڪو خوف آهي

وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ﴿٣٥﴾ وَالَّذِيْنَ كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا وَاسْتَكْبَرُوْا عَنْهَآ

نہ ئي ڪو غم. ۽ جن اسان جي آيتن کي ڪوڙو سمجهيو ۽ ان جي مقابلي ۾ وڏائي ڪيائون

اُولٰٓئِكَ اَصْحٰبُ النَّارِ ۚ هُمْ فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ﴿٣٦﴾ فَمَنْ اَظْلَمُ مِمَّنِ افْتَرٰى

سي دوزخي آهن، انهن کي ان ۾ هميشه رهڻو آهي. پوءِ ان کان وڌيڪ ظالم ڪير ٿي سگهي ٿو جنهن الله

عَلَى اللّٰهِ كَذِبًا اَوْ كَذَّبَ بِاٰيٰتِهٖ ۗ اُولٰٓئِكَ يَنَالُهُمْ نَصِيْبُهُمْ مِّنَ

تي ڪوڙ گهڙيو يا ان جون آيتون ڪوڙيون سمجهي انهن کي تن جو لکيل نصيب پهچندو

الْكِتٰبِ ۗ حَتّٰٓى اِذَا جَآءَتْهُمْ رُسُلُنَا يَتَوَفَّوْنَهُمْ ۙ قَالُوْٓا اَيْنَ مَا كُنْتُمْ

وا٥٦ ايستائين جو جڏهن انهن وٽ اسان جا موڪليل وا٥٧ قاصد انهن جو ساهہ ڪڍڻ اچن تہ انهن کي چوندا ڪاٿي آهن

تَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ ۗ قَالُوْا ضَلُّوْا عَنَّا وَشَهِدُوْا عَلٰٓى

اهي جن جي توهان الله کان سواءِ پوڄا ڪندا هيؤ، چوندا اهي اسان کان وڃائجي ويا وا٥٨ ۽ پنهنجي پاڻ تي شاهدي

اَنْفُسِهِمْ اَنَّهُمْ كَانُوْا كٰفِرِيْنَ ﴿٣٧﴾ قَالَ ادْخُلُوْا فِيْٓ اُمَمٍ قَدْ خَلَتْ

ڏين ٿا تہ اهي ڪافر هئا انهن کي الله فرمائي ٿو وا٥٩ تہ توهان داخل ٿيو انهن امتن ۾ جيڪي توهان کان اڳ ۾

مِنْ قَبْلِكُمْ مِّنَ الْجِنِّ وَالْاِنْسِ فِي النَّارِ ۭ كُلَّمَا دَخَلَتْ اُمَّةٌ لَّعَنَتْ

باهہ ۾ ويون جن ۽ ماڻهن مان جڏهن هڪ ٽولو وا٦٠ داخل ٿئي ٿو تہ ٻئي تي لعنت ڪري ٿو وا٦١

اُخْتَهَا ۭ حَتّٰٓى اِذَا ادَّارَكُوْا فِيْهَا جَمِيْعًا ۙ قَالَتْ اُخْرٰىهُمْ لِاُوْلٰىهُمْ رَبَّنَا

ايستائين جو جڏهن سمورا انهي ۾ وڃي پيا تہ پويان پهرين کي چوندا وا٦٢ اي اسان جا رب

وا٥١ حرام ڪيائين.

وا٥٢ مقرر وقت. جنهن تي مهلت ختم ٿي وڃي ٿي.

وا٥٣ مفسرن جا هن ۾ ٻہ قول آهن: هڪ تہ رُسل مان سمورا رسول مراد آهن. ٻيو هيءَ تہ خاص محبوب پاڪ سردار عالم خاتم الانبياء صلي الله عليه وسلم جن مراد آهن، جيڪي سموري مخلوق جي طرف رسول بڻايا ويا آهن ۽ جمع جو صيغو تعظيم جي لاءِ آهي.

وا٥٤ منع ڪيل شين کان بچي.

وا٥٥ طاعتون ۽ عبادتون بجا آڻي.

وا٥٦ يعني جيتري عمر ۽ روزي الله تعالى انهن لاءِ لکي ڇڏي آهي سا انهن کي پهچندي.

وا٥٧ ملڪ الموت ۽ سندس مددگار انهن ماڻهن جي عمرين ۽ روزين پوري ٿيڻ کان پوءِ.

وا٥٨ انهن جو ڪٿي نالو ۽ نشان ئي نہ آهي.

وا٥٩ انهن ڪافرن کي قيامت جي ڏينهن.

وا٦٠ دوزخ ۾.

وا٦١ جيڪو ان جي دين تي هو. پوءِ مُشرڪ مُشرڪن تي لعنت ڪندا ۽ يهودي يهودين ۽ نصراني نصرانين تي.

وا٦٢ يعني اڳين جي نسبت الله تعالى کي چوندا

هٰۤؤُلَاۤءِ اَضَلُّوْنَا فَاٰتِهِمْ عَذَابًا ضِعْفًا مِّنَ النَّارِ ۬ؕ قَالَ لِكُلٍّ
هنن اسان کي گمراهه ڪيو، پوءِ هنن کي باهه جو ٻيڻو عذاب ڏي، فرمائيندو سڀني کي ٻيڻو آهي ف٦٣

ضِعْفٌ وَّلٰكِنْ لَّا تَعْلَمُوْنَ ﴿۳۸﴾ وَقَالَتْ اُوْلٰىهُمْ لِاُخْرٰىهُمْ فَمَا كَانَ
پر توهان کي خبر نه آهي ف٦٤ ۽ پهريان پوين کي چوندا ته توهان کي اسان تي

لَكُمْ عَلَيْنَا مِنْ فَضْلٍ فَذُوْقُوا الْعَذَابَ بِمَا كُنْتُمْ تَكْسِبُوْنَ ﴿۳۹﴾
ڪا فضيلت ڪونه آهي. ف٦٥ پوءِ چکو عذاب پنهنجي ڪرتوتن جي بدلي ۾. ف٦٦

اِنَّ الَّذِيْنَ كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا وَاسْتَكْبَرُوْا عَنْهَا لَا تُفَتَّحُ لَهُمْ اَبْوَابُ
جن اسان جي آيتن کي ڪوڙو سمجهيو ۽ انهن جي سامهون وڏائي ڪئي، تن جي واسطي آسمان جا دروازا نه

السَّمَاۤءِ وَلَا يَدْخُلُوْنَ الْجَنَّةَ حَتّٰى يَلِجَ الْجَمَلُ فِيْ سَمِّ الْخِيَاطِ ؕ
کوليا ويندا ف٦٧ ۽ نه اهي بهشت ۾ داخل ٿين ايستائين جو اٺ سئيءَ جي ناڪي ۾ داخل نه ٿئي ف٦٨

وَكَذٰلِكَ نَجْزِي الْمُجْرِمِيْنَ ﴿۴۰﴾ لَهُمْ مِّنْ جَهَنَّمَ مِهَادٌ وَّمِنْ
۽ ڏوهارين کي اسان ايئن بدلو ڏيندا آهيون. ف٦٩ انهن جي واسطي باهه ئي پٿراڻ ۽ باهه ئي

فَوْقِهِمْ غَوَاشٍ ؕ وَكَذٰلِكَ نَجْزِي الظّٰلِمِيْنَ ﴿۴۱﴾ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا
ويڙهڻ جي چادر آهي ف٧٠ ۽ ظالمن کي اسان ايئن بدلو ڏيندا آهيون. ۽ اهي جن ايمان آندو

وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ لَا نُكَلِّفُ نَفْسًا اِلَّا وُسْعَهَاۤ ؗ اُولٰۤىِٕكَ اَصْحٰبُ
۽ طاقت آهر چڱا ڪم ڪيائون، اسان ڪنهن تي به طاقت کان وڌيڪ بار نه وجهندا آهيون. اهي جنتي آهن

الْجَنَّةِ ۚ هُمْ فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ﴿۴۲﴾ وَنَزَعْنَا مَا فِيْ صُدُوْرِهِمْ مِّنْ غِلٍّ
۽ انهن کي انهيءَ ۾ هميشه رهڻو آهي. ۽ اسان انهن جي سينن مان ساڙ ڇڪي ڪڍي

تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهِمُ الْاَنْهٰرُ ۚ وَقَالُوا الْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِيْ هَدٰىنَا
ورتو ف٧١ انهن جي هيٺان نهرون وهنديون ۽ چوندا ف٧٢ سڀ ساريون تعريفون الله جي واسطي جنهن هن جي

لِهٰذَا ۫ وَمَا كُنَّا لِنَهْتَدِيَ لَوْلَاۤ اَنْ هَدٰىنَا اللّٰهُ ۚ لَقَدْ جَآءَتْ
اسان کي راهه ڏيکاري ف٧٣ ۽ اسان هدايت نه لهون ها جيڪڏهن الله رهنمائي نه فرمائي ها. بيشڪ اسان جي رب جي

رُسُلُ رَبِّنَا بِالْحَقِّ ؕ وَنُوْدُوْۤا اَنْ تِلْكُمُ الْجَنَّةُ اُوْرِثْتُمُوْهَا بِمَا
رسولن حق آندو ف٧٤ ۽ آواز آيو ته هيءَ جنت توهان کي ورثي ۾ ملي ف٧٥ توهان جي عملن



ع ٨ / ١١

ف٦٣ چوڻ اڳيان پاڻ گمراهه ٿيا ۽ انهن پوين کي به گمراهه ڪيو ۽ پويان به ايئن ئي آهن جو پاڻ گمراهه ٿيا ۽ گمراهن جي تابعداري ڪندا رهيا.

ف٦٤ ته توهان مان هر ٽولي جي لاءِ ڪهڙو عذاب آهي.

ف٦٥ ڪفر ۽ گمراهي ۾ ٻئي برابر آهن.

ف٦٦ ڪفر ۽ خبيث عملن جو.

ف٦٧ نه انهن جي عملن جي لاءِ، نه انهن جي روحن جي لاءِ ڇو ته انهن جا عمل ۽ روح ٻئي خبيث آهن. حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته ڪافرن جي روحن جي لاءِ آسمان جا دروازا نه ٿا کوليا وڃن ۽ مؤمنن جي روحن جي لاءِ کوليا وڃن ٿا. ابن جريج چيو ته آسمان جا دروازا نه ڪافرن جي عملن جي واسطي کوليا وڃن ٿا، نه روحن جي لاءِ يعني نه زندگي ۾ انهن جو ڪو عمل آسمان تي وڃي سگهي ٿو، نه ئي موت کان پوءِ روح. هن آيت جي تفسير ۾ هڪ قول هيءُ به آهي ته آسمان جا دروازا نه کولڻ جي هيءَ معنىٰ آهي ته اهي خير برڪت ۽ رحمت جي نازل ٿيڻ کان محروم رهن ٿا.

ف٦٨ ۽ هيءُ مشڪل ته پوءِ ڪافرن جو جنت ۾ داخل ٿيڻ محال، ڇو ته محال تي جيڪو موقوف هجي، اهو به محال ٿيندو آهي. هن مان ثابت ٿيو ته ڪافرن جو جنت کان محروم رهڻ قطعي آهي

ف٦٩ مجرمن مان هتي ڪافر مُراد آهن، ڇو ته مٿي انهن جي صفت الله تعالىٰ جي آيتن جي تڪذيب ۽ سندن تڪبر ڪرڻ جو بيان ٿي چڪو آهي.

ف٧٠ يعني مٿان ۽ هيٺان هر طرف کان باهه انهن کي گهيرو ڪيو آهي.

ف٧١ جيڪي دنيا ۾ انهن جي وچ ۾ هئا ۽ طبيعتون صاف ڪيون ويون ۽ انهن جو پاڻ ۾ محبت ۽ مودت کان سواءِ ٻيو ڪجهه به باقي نه رهيو. حضرت علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنه فرمايو ته هيءُ اسان بدر وارن جي حق ۾ نازل ٿيو ۽ هيءُ به ڪانئس روايت ٿيل آهي ته پاڻ فرمايائين مون کي اميد آهي ته مان، عثمان، طلحه ۽ زبير انهن مان آهيون جن جي حق ۾ الله تعالىٰ ﴿وَنَزَعْنَا مَا فِيْ صُدُوْرِهِمْ مِّنْ غِلٍّ﴾ فرمايو. حضرت علي المرتضىٰ جي هن ارشاد رفض جي پاڙ پٽي ڇڏي.

ف٧٢ مؤمن جنت ۾ داخل ٿيڻ وقت.

ف٧٣ ۽ اسان کي اهڙي عمل جي توفيق ڏنائين، جنهن جو هي اجر ۽ ثواب آهي ۽ اسان تي فضل ۽ رحمت فرمايائين ۽ پنهنجي ڪرم سان جهنم جي عذاب کان محفوظ ڪيائين. ف٧٤ ۽ جيڪي انهن اسان کي دنيا ۾ ثواب جون خبرون ڏنيون سي سموريون اسان ظاهر ڏٺيون. انهن جي هدايت اسان جي لاءِ پورو لطف ۽ ڪرم هو. ف٧٥ مسلم شريف جي حديث ۾ آهي ته جڏهن جنتي جنت ۾ داخل ٿيندا ته هڪ ندا ڪرڻ وارو پڪاريندو ته توهان جي لاءِ تندرستي آهي، ڪڏهن بيمار نه ٿيندؤ. توهان جي لاءِ عيش آهي، ڪڏهن به محتاج نه ٿيندؤ. جنت کي ميراث فرمايو ويو. هن ۾ اشارو آهي ته اها صرف الله تعالىٰ جي فضل سان حاصل ٿي.

كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ﴿٤٣﴾ وَنَادٰٓى اَصْحٰبُ الْجَنَّةِ اَصْحٰبَ النَّارِ اَنْ قَدْ وَجَدْنَا
جو ملو ۽ بهشت وارن دوزخ وارن کي سڏي چيو ته اسان کي مليو ويو

مَا وَعَدَنَا رَبُّنَا حَقًّا فَهَلْ وَجَدْتُّمْ مَّا وَعَدَ رَبُّكُمْ حَقًّا ۭ قَالُوْا نَعَمْ ۚ
جيڪو سچو واعدو اسان جي رب اسان سان ڪيو هو ف٧٦ ڇا توهان به لڌو جيڪو سچو واعدو توهان جي رب ف٧٧ توهان

فَاَذَّنَ مُؤَذِّنٌۢ بَيْنَهُمْ اَنْ لَّعْنَةُ اللّٰهِ عَلَي الظّٰلِمِيْنَ ﴿٤٤﴾ الَّذِيْنَ
سان ڪيو هو، چيائون هائو، ۽ وچ ۾ پڙهي گهمائيندڙ جو آواز آيو الله جي لعنت آهي ظالمن

يَصُدُّوْنَ عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ وَيَبْغُوْنَهَا عِوَجًا ۚ وَهُمْ بِالْاٰخِرَةِ كٰفِرُوْنَ ﴿٤٥﴾ وَ
تي جيڪي الله جي وات کان روڪين ٿا ف٧٨ ۽ ان ۾ ڏنگائي چاهن ٿا ف٧٩

بَيْنَهُمَا حِجَابٌ ۚ وَعَلَي الْاَعْرَافِ رِجَالٌ يَّعْرِفُوْنَ كُلًّاۢ
۽ آخرت جو انڪار ڪن ٿا. بهشت ۽ دوزخ جي وچ ۾ هڪ پردو آهي ف٨٠ ۽ اعراف تي ڪجھ مرد

بِسِيْمٰىهُمْ ۚ وَنَادَوْا اَصْحٰبَ الْجَنَّةِ اَنْ سَلٰمٌ عَلَيْكُمْ ۣ لَمْ
هوندا ف٨١ جو هر هڪ ٽولي کي سندن پيشانين مان سڃاڻيندا ف٨٢ ۽ اهي بهشتين کي پڪاريندا ته

يَدْخُلُوْهَا وَهُمْ يَطْمَعُوْنَ ﴿٤٦﴾ وَاِذَا صُرِفَتْ اَبْصَارُهُمْ تِلْقَاۗءَ
توهان تي سلامتي هجي ف٨٣ هي جنت ۾ داخل نه ٿيا پر ان جي طمع رکن ٿا . ۽ جڏهن انهن جون ف٨٤

اَصْحٰبِ النَّارِ ۙ قَالُوْا رَبَّنَا لَا تَجْعَلْنَا مَعَ الْقَوْمِ الظّٰلِمِيْنَ ﴿٤٧﴾ وَ
اکيون دوزخين جي طرف ڦيرايون وينديون ، چوندا اي اسان جا رب اسان کي ظالمن سان گڏ

نَادٰٓى اَصْحٰبُ الْاَعْرَافِ رِجَالًا يَّعْرِفُوْنَهُمْ بِسِيْمٰىهُمْ قَالُوْا
نه ڪر. ۽ اعراف وارا ڪن مردن کي ف٨٥ سڏيندا جن کي سندن پيشانين سان سڃاڻيندا هوندا

مَآ اَغْنٰى عَنْكُمْ جَمْعُكُمْ وَمَا كُنْتُمْ تَسْتَكْبِرُوْنَ ﴿٤٨﴾ اَهٰٓؤُلَاۗءِ
چوندا توهان کي ڪهڙو فائدو ڏنو توهان جي جماعت ۽ توهان جي وڏائي . ف٨٦ ڇا هي آهن

الَّذِيْنَ اَقْسَمْتُمْ لَا يَنَالُهُمُ اللّٰهُ بِرَحْمَةٍ ۭ اُدْخُلُوا الْجَنَّةَ لَا
اهي ماڻهو ف٨٧ جن بابت توهان قسم کڻندا هئا ته الله انهن تي ڪجھ به رحمت نه ڪندو ف٨٨ هنن کي چيو ويو جنت ۾

خَوْفٌ عَلَيْكُمْ وَلَآ اَنْتُمْ تَحْزَنُوْنَ ﴿٤٩﴾ وَنَادٰٓى اَصْحٰبُ النَّارِ اَصْحٰبَ
داخل ٿيو نه توهان کي ڪو خوف نه توهان کي ڪو غم آهي . ۽ دوزخي بهشتين کي سڏيندا

ف٧٦ ۽ رسولن فرمايو هو ته ايمان ۽ عبادت تي اجر ۽ ثواب لهندؤ.

ف٧٧ ڪفر ۽ نافرمانيءَ تي عذاب جو.

ف٧٨ ۽ ماڻهن کي اسلام ۾ داخل ٿيڻ کان منع ڪن ٿا.

ف٧٩ يعني هي چاهن ٿا ته الله تعالیٰ جي دين کي تبديل ڪن ۽ جيڪو طريقو الله تعالیٰ پنهنجن ٻانهن جي لاءِ مقرر فرمايو آهي، ان ۾ تبديلي آڻن (خازن).

ف٨٠ جنهن کي اعراف چوندا آهن.

ف٨١ اهي ڪهڙي طبقي جا هوندا. هن ۾ گهڻا مختلف قول آهن: هڪ قول هيءُ آهي ته هي اهي ماڻهو هوندا، جن جون نيڪيون ۽ برايون برابر هونديون، سي اعراف تي رهندا. جڏهن جنتين کي ڏسندا ته انهن کي سلام ڪندا ۽ دوزخين کي ڏسندا ته چوندا يارب! ظالم قوم سان گڏ نه ڪر. آخرڪار جنت ۾ داخل ٿيندا.

هڪ قول هيءُ آهي ته جيڪي ماڻهو جهاد ۾ شهيد ٿيا مگر والدين کانئن ناراض هئا، سي اعراف ۾ رهايا ويندا. هڪ قول هيءُ آهي ته جيڪي ماڻهو اهڙا آهن جو انهن جي والدين مان هڪڙو مٿن راضي هجي ۽ هڪ ناراض، اهي اعراف ۾ رکيا ويندا. هنن قولن مان معلوم ٿئي ٿو ته اعراف وارن جو مرتبو جنت وارن کان گهٽ آهي. مجاهد جو قول آهي ته اعراف ۾ صالح، فقير ۽ عالم هوندا ۽ انهن جو اتي قيام هن لاءِ هوندو ته ٻيا انهن جي فضل ۽ شرف کي ڏسن ۽ هڪ قول هيءُ آهي ته اعراف ۾ نبي سڳورا هوندا ۽ اهي ان مقام عالي ۾ سمورن قيامت وارن تي ممتاز ڪيا ويندا ۽ انهن جي فضيلت ۽ رتبهءِ عاليه جو اظهار ڪيو ويندو ته جيئن جنتي ۽ دوزخي انهن کي ڏسن، ۽ اهي انهن سڀني جي احوال، ثواب ۽ عذاب جي مقدار ۽ احوال جو معائنو ڪن. هنن قولن تي اعراف وارا جنتين کان افضل ماڻهو هوندا، ڇو ته اهي ٻين سمورن کان مرتبي ۾ اعلیٰ آهن. هنن سمورن قولن ۾ ڪجھ اختلاف نه آهي. انهيءَ ڪري ٿي سگهي ٿو ته هر طبقي جا ماڻهو اعراف ۾ رهايا وڃن ۽ هر هڪ جي رهائڻ جي الڳ الڳ حڪمت هجي.

ف٨٢ هنهي ٽولن مان جنتي ۽ دوزخي مراد آهن. جنتين جا چهرا سفيد ۽ ٻهڪندڙ هوندا ۽ دوزخين جا چهرا ڪارا ۽ اکيون نيريون هونديون انهن جون نشانيون آهن



ف٨٣ اعراف وارا اهيا ٿا ئين. ف٨٤ اعراف وارن جون. ف٨٥ ڪافرن مان. ف٨٦ ۽ اعراف وارا غريب مسلمانن جي طرف اشارو ڪري ڪافرن کي چوندا. ف٨٧ جن کي توهان گهٽ سمجهندا هيؤ ۽. ف٨٨ هاڻي ڏسو ته جنت جي دائمي عيش ۽ آرام ۾ ڪهڙي عزت ۽ احترام سان آهن.

الْجَنَّةِ اَنْ اَفِيْضُوْا عَلَيْنَا مِنَ الْمَآءِ اَوْ مِمَّا رَزَقَكُمُ اللّٰهُ ؕ قَالُوْٓا

ته اسان کي ڪجھ پاڻي ڏيڻ جي مهرباني ڪريو يا انهيءَ کاڌي مان جيڪي الله توهان کي عطا ڪيو آهي ف٨٩ چوندا

اِنَّ اللّٰهَ حَرَّمَهُمَا عَلَى الْكٰفِرِيْنَ ۝٥٠ الَّذِيْنَ اتَّخَذُوْا دِيْنَهُمْ لَهْوًا

الله اهي ٻئي ڪافرن تي حرام ڪيا آهن. جن پنهنجي دين کي راند ۽ وندر تماشو سمجهيو

وَّلَعِبًا وَّغَرَّتْهُمُ الْحَيٰوةُ الدُّنْيَا ۚ فَالْيَوْمَ نَنْسٰىهُمْ كَمَا نَسُوْا لِقَآءَ

ف٩٠ ۽ دنيا جي زندگيءَ انهن کي دوکو ڏنو ف٩١ پوءِ اڄ اسان انهن کي ڇڏي ڏينداسين جيئن انهن

يَوْمِهِمْ هٰذَا ۙ وَمَا كَانُوْا بِاٰيٰتِنَا يَجْحَدُوْنَ ۝٥١ وَلَقَدْ جِئْنٰهُمْ

هن ڏينهن جي ڏسڻ جو خيال ڇڏي ڏنو هو ۽ جيئن اسان جي آيتن جو انڪار ڪندا هئا ۽ بيشڪ اسان انهن وٽ

بِكِتٰبٍ فَصَّلْنٰهُ عَلٰى عِلْمٍ هُدًى وَّرَحْمَةً لِّقَوْمٍ يُّؤْمِنُوْنَ ۝٥٢ هَلْ

هڪ ڪتاب آندو ف٩٢ جنهن کي اسان هڪ وڏي علم سان مفصل ڪيو ايمان وارن لاءِ هدايت ۽ رحمت آهي.

يَنْظُرُوْنَ اِلَّا تَاْوِيْلَهٗ ؕ يَوْمَ يَاْتِيْ تَاْوِيْلُهٗ يَقُوْلُ الَّذِيْنَ

ڇا تڪن سواءِ هن جي ته ڪتاب جو ٻڌايل انجام اچي. جنهن ڏينهن ٻڌايل انجام واقع ٿيندو ف٩٣ ته چئي ڏيندا

نَسُوْهُ مِنْ قَبْلُ قَدْ جَآءَتْ رُسُلُ رَبِّنَا بِالْحَقِّ ۚ فَهَلْ لَّنَا مِنْ

اهي جيڪي ان کي اڳي وساري ويٺا هئا ف٩٤ بيشڪ اسان جي رب جي رسولن حق آندو هو پوءِ ڇا آهن ڪي اسان جا

شُفَعَآءَ فَيَشْفَعُوْا لَنَآ اَوْ نُرَدُّ فَنَعْمَلَ غَيْرَ الَّذِيْ كُنَّا نَعْمَلُ ؕ

سفارشي جو اسان جي شفاعت ڪن يا اسان کي واپس موڪليو وڃي جيئن اسان اڳين ڪمن جي ابتڙ ڪم ڪريون ف٩٥

قَدْ خَسِرُوْٓا اَنْفُسَهُمْ وَضَلَّ عَنْهُمْ مَّا كَانُوْا يَفْتَرُوْنَ ۝٥٣ اِنَّ

بيشڪ انهن پاڻ کي گهاٽي ۾ وڌو ۽ انهن کان وسري ويا سڀ بهتان جيڪي گهڙيندا هئا ف٩٦ بيشڪ

رَبَّكُمُ اللّٰهُ الَّذِيْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ فِيْ سِتَّةِ اَيَّامٍ

توهان جو رب الله آهي جنهن آسمان ۽ زمين ف٩٧ ڇهن ڏينهن ۾ خلقيا ف٩٨ پوءِ

ثُمَّ اسْتَوٰى عَلَى الْعَرْشِ ۫ يُغْشِي الَّيْلَ النَّهَارَ يَطْلُبُهٗ حَثِيْثًا ۙ

عرش تي استوا فرمايائين جيئن ان جي شان جي لائق آهي ف٩٩ رات ڏينهن کي هڪٻئي سان ڍڪي ٿو جو جلد ان جي پٺيان لڳو

وَّالشَّمْسَ وَالْقَمَرَ وَالنُّجُوْمَ مُسَخَّرٰتٍۭ بِاَمْرِهٖ ؕ اَلَا لَهُ الْخَلْقُ

اچي ٿو ۽ سج ۽ چنڊ ۽ تارا بنايائين، سمورا سندس حڪم هيٺ آهن. ٻڌو! انهيءَ جي هٿ ۾ آهي



ع ٦ / ١٣

ف٨٩ حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما کان روايت آهي ته جڏهن اعراف وارا جنت ۾ هليا ويندا ته پوءِ دوزخين کي ڀلائي ٿيندي ۽ اهي عرض ڪندا يارب! جنت ۾ اسان جا رشتيدار آهن، اجازت فرماءِ ته اسان انهن کي ڏسون ۽ انهن سان ڳالهايون. اجازت ڏني ويندي ته پوءِ اهي پنهنجي رشتيدارن کي جنت جي نعمتن ۾ ڏسندا ۽ سڃاڻيندا، پر جنتي انهن دوزخي رشتيدارن کي نه سڃاڻيندا ڇو ته دوزخين جا مُنهن ڪارا هوندا، سندن صورتون بگڙجي ويون هونديون. پوءِ اهي جنتين کي نالي سان سڏيندا، ڪو پنهنجي پيءُ کي سڏيندو ڪو ڀاءُ کي ۽ چوندو ته مان سڙي ويس، مون تي پاڻي هاريو ۽ توهان کي الله ڏنو آهي کاڌي لاءِ ڏيو، ان تي جنت وارا.

ف٩٠ جو حلال ۽ حرام ۾ پنهنجي نفس جي خواهش جا تابع ٿيا. جڏهن ڪين ايمان جي طرف دعوت ڏني ويئي ته مسخري ڪرڻ لڳا.

ف٩١ ان جي لذتن ۾ آخرت کي وساري ڇڏيائون.

ف٩٢ قرآن شريف.

ف٩٣ ۽ اهو قيامت جو ڏينهن آهي.

ف٩٤ نه ان تي ايمان آڻيندا هئا، نه ان جي مطابق عمل ڪندا هئا.

ف٩٥ يعني ڪفر جي بجاءِ ايمان آڻڻ ۽ گناهن ۽ نافرماني جي بجاءِ عبادت ۽ فرمانبرداري اختيار ڪن، مگر انهن کي نه شفاعت حاصل ٿيندي نه ڪين دنيا ۾ واپس موڪليو ويندو.

ف٩٦ ۽ ڪوڙ ڳالهائيندا هئا ته بُت، خدا جا شريڪ آهن ۽ پنهنجن پوڄارين جي شفاعت ڪندا. هاڻ انهن کي آخرت ۾ معلوم ٿي ويو ته سندن اهي دعوائون ڪوڙيون هيون.

ف٩٧ انهن سمورين شين سان گڏ، جيڪي انهن جي وچ ۾ آهن، جيئن ته ٻي آيت ۾ آيل آهي ته وَلَقَدْ خَلَقْنَا السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ وَمَا بَيْنَهُمَا فِيْ سِتَّةِ اَيَّامٍ.

ف٩٨ ڇهن ڏينهن مان دنيا جي ڇهن ڏينهن جو مقدار مُراد آهي ڇو ته هي ڏينهن ته ان وقت هئا ئي نه. سج ئي نه هو، جنهن سان ڏينهن ٿئي ۽ الله تعالیٰ قادر هو ته هڪ گهڙيءَ ۾ يا ان کان گهٽ ۾ پيدا فرمائي ها، پر ايتري عرصي ۾ انهن جي پيدائش فرمائڻ حڪمت جي تقاضا سان آهي ۽ هن مان ٻانهن کي پنهنجن ڪمن ۾ درجي بدرجي اختيار ڪرڻ جو سبق ملي ٿو.

ف٩٩ هي استواء متشابهات مان آهي، اسان ان تي ايمان آڻيون ٿا ته الله تعالیٰ جي ان مان جيڪا مراد آهي، اها حق آهي. حضرت امام ابوحنيفه رحمة الله عليه فرمايو ته استواء معلوم آهي ۽ ان جي ڪيفيت مجهول آهي ۽ ان تي ايمان آڻڻ واجب آهي. حضرت مترجم قدس قدس سرهٗ فرمايو ته ان جي معنيٰ هيءَ آهي ته پيدائش جو خاتمو عرش تي وڃي پهتو. والله اعلم باسرار ڪتابه.

وَالْاَمْرُ تَبٰرَكَ اللّٰهُ رَبُّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٥٤﴾ اُدْعُوْا رَبَّكُمْ تَضَرُّعًا وَّ

پيدا ڪرڻ ۽ حڪم ڏيڻ ، وڏي برڪت وارو آهي الله سمورن جهانن جو رب . پنهنجي رب کان دعا گهرو عاجزي سان

خُفْيَةً ؕ اِنَّهٗ لَا يُحِبُّ الْمُعْتَدِيْنَ ﴿٥٥﴾ وَلَا تُفْسِدُوْا فِى الْاَرْضِ

۽ آهستي ، بيشڪ حد لنگهندڙ ان کي پسند نہ آهن ف١٠٠ ۽ زمين ۾ فساد نہ ڦهلايو ف١٠١

بَعْدَ اِصْلَاحِهَا وَادْعُوْهُ خَوْفًا وَّ طَمَعًا ؕ اِنَّ رَحْمَتَ اللّٰهِ

ان ۾ سڌارو اچڻ بعد ف١٠٢ ۽ ان کان دعا گهرو ڊڄندي ۽ طمع رکندي بيشڪ الله جي رحمت

قَرِيْبٌ مِّنَ الْمُحْسِنِيْنَ ﴿٥٦﴾ وَهُوَ الَّذِىْ يُرْسِلُ الرِّيٰحَ بُشْرًا

نيڪن کي قريب آهي ۽ اهوئي آهي جو هوائون موڪليندو آهي پنهنجي رحمت جي اڳ ۾ خوشخبري

بَيْنَ يَدَىْ رَحْمَتِهٖ ؕ حَتّٰٓى اِذَآ اَقَلَّتْ سَحَابًا ثِقَالًا سُقْنٰهُ

ڏيندڙ ڪري ف١٠٣ ايستائين جو جڏهن کڻي اچن ڳرا ڪڪر تہ اسان انهن کي هلايو سڃي مُئل

لِبَلَدٍ مَّيِّتٍ فَاَنْزَلْنَا بِهِ الْمَآءَ فَاَخْرَجْنَا بِهٖ مِنْ كُلِّ الثَّمَرٰتِ ؕ

شهر جي طرف ف١٠٤ پوءِ ان مان پاڻي لاٿوسين پوءِ اسان قسمين قسمين ميوا ڪڍيا سين

كَذٰلِكَ نُخْرِجُ الْمَوْتٰى لَعَلَّكُمْ تَذَكَّرُوْنَ ﴿٥٧﴾ وَالْبَلَدُ الطَّيِّبُ يَخْرُجُ

اهڙيءَ طرح اسان مُئلن کي ڪڍنداسين ف١٠٥ مَن توهان نصيحت پرايو ۽ جيڪا چڱي زمين آهي ان جو سلو

نَبَاتُهٗ بِاِذْنِ رَبِّهٖ ۚ وَالَّذِىْ خَبُثَ لَا يَخْرُجُ اِلَّا نَكِدًا ؕ كَذٰلِكَ

الله جي حڪم سان نڪرندو آهي ف١٠٦ ۽ جيڪا خراب آهي ان مان نہ نڪرندو آهي مگر ٿورو مشڪل سان اسان ائين

نُصَرِّفُ الْاٰيٰتِ لِقَوْمٍ يَّشْكُرُوْنَ ﴿٥٨﴾ لَقَدْ اَرْسَلْنَا نُوْحًا اِلٰى قَوْمِهٖ

مختلف نمونن ۾ آيتون بيان ڪريون ٿا ف١٠٧ شڪرگذارن جي واسطي . بيشڪ اسان نوح کي سندس قوم جي طرف موڪليو ف١٠٩

فَقَالَ يٰقَوْمِ اعْبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمْ مِّنْ اِلٰهٍ غَيْرُهٗ ؕ اِنِّىْٓ اَخَافُ

پوءِ ان چيو اي منهنجي قوم الله جي عبادت ڪريو ف١١٠ ان کان سواءِ توهان جو ڪو معبود ڪونهي ف١١١ بيشڪ مون کي توهان

عَلَيْكُمْ عَذَابَ يَوْمٍ عَظِيْمٍ ﴿٥٩﴾ قَالَ الْمَلَاُ مِنْ قَوْمِهٖٓ اِنَّا لَنَرٰىكَ

آهي توهان جي لاءِ وڏي ڏينهن جي عذاب جو ف١١٢ سندس قوم جي رئيسن چيو بيشڪ اسان توکي کلي گمراهي

فِىْ ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ ﴿٦٠﴾ قَالَ يٰقَوْمِ لَيْسَ بِىْ ضَلٰلَةٌ وَّلٰكِنِّىْ رَسُوْلٌ

۾ ڏسون ٿا . چيائين اي منهنجي قوم مون ۾ ڪا گمراهي ڪانهي مان تہ رب العالمين جو

ع ٥ ١٤

ف١٠٠ الله تعالیٰ کان خير طلب ڪرڻ کي دعا چوندا آهن ۽ اها عبادت ۾ داخل آهي ڇو تہ دعا گهرڻ وارو پاڻ کي عاجز ۽ محتاج ۽ پنهنجي پروردگار کي حقيقي قادر ۽ حاجت روا اعتقاد ڪري ٿو. انهيءَ ڪري حديث شريف ۾ آيو آهي تہ اَلدُّعَآءُ مُخُّ الْعِبَادَةِ . تضرع مان عاجزي ۽ نيازيءَ جو اظهار ڪرڻ مُراد آهي ۽ دعا جي ادب ۾ هي آهي تہ آهستي هجي . حضرت حسن رضی الله تعالیٰ عنه جو قول آهي تہ آهستي دُعا گهرڻ ، ڏاڍيان دُعا گهرڻ کان ستر درجا وڌيڪ افضل آهي.

مسئلو:- هن ۾ عالمن جو اختلاف آهي تہ عبادت ۾ ظاهر ڪرڻ افضل آهي يا لڪائڻ . ڪي چون ٿا تہ لڪائڻ افضل آهي ڇو تہ اهو رياءَ کان تمام پري آهي. ڪي چون ٿا تہ اظهار افضل آهي ، هن ڪري تہ ان سان ٻين کي بہ عبادت جي رغبت پيدا ٿيئي ٿي. ترمذي چيو تہ جيڪڏهن ماڻهو پنهنجي نفس تي رياءَ جو انديشو رکندو هجي تہ ان جي لاءِ لڪائڻ افضل آهي ۽ جيڪڏهن دل صاف هجي ، رياءَ جو انديشو نہ هجي تہ پوءِ اظهار افضل آهي . ڪي سڳورا فرمائن ٿا تہ فرض عبادتن ۾ اظهار ڪرڻ افضل آهي . فرض نماز مسجد ۾ ئي بهتر آهي ۽ زڪوٰة جو ظاهر ڪري ڏيڻ ئي افضل آهي ۽ نفل عبادتن ۾ توڙي اها نماز هجي يا صدقو وغيره. انهن ۾ لِڪائڻ افضل آهي. دعا ۾ حد کان وڌي وڃڻ گهڻن قسمن جو ٿيندو آهي. انهن مان هڪ هيءُ بہ آهي تہ تمام بلند آواز سان رڙيون ڪري .

ف١٠١ ڪفر ، گناه ۽ ظلم ڪري. ف١٠٢ نبين سڳورن جي تشريف آڻڻ ، حق جي دعوت فرمائڻ ، احڪام بيان ڪرڻ ، عدل قائم فرمائڻ کان پوءِ . ف١٠٣ برسات جي ۽ رحمت مان هتي مينهن مُراد آهي. ف١٠٤ جتي برسات نہ ٿي هجي ، ساوڪ نہ جائي هجي. ف١٠٥ يعني جهڙيءَ طرح مُئل زمين کي ويراني کان پوءِ زندگي عطا فرمائي ٿو ۽ ان کي سر سبز ۽ شاداب فرمائي ٿو ۽ ان ۾ پوک ، وڻ ، ميوا ۽ گل وغيره پيدا فرمائي ٿو ، اهڙيءَ طرح ئي مُئلن کي قبرن مان زنده ڪري اُٿاريندو ڇو تہ جيڪو سُڪل ڪاٺيءَ مان تازو ميوو پيدا ڪرڻ تي قادر آهي ، اُن کي مُئلن جو زنده ڪرڻ ڏکيو آهي؟ قدرت جي هن نشاني ڏسڻ کان پوءِ عاقل سليم الحواس کي مُئلن جي زنده ڪرڻ ۾ باقي ڪجهہ تردد نہ ٿو رهي . ف١٠٦ مؤمن جو مثال آهي. جهڙيءَ طرح عمدي زمين پاڻيءَ مان فائدو حاصل ڪري ٿي ۽ ان ۾ گل ، ميوا پيدا ٿين ٿا ، اهڙيءَ طرح جڏهن مؤمن جي دل تي قرآني انوار جي بارش ٿئي ٿي تہ اهو ان مان نفعو حاصل ڪري ٿو ، ايمان آڻي ٿو. طاعتن ۽ عبادتن سان سر سبز ٿئي ٿو يعني نيڪ بخت ٿئي ٿو. ف١٠٧ هي ڪافر جو مثال آهي تہ جيئن خراب زمين بارش مان نفعو حاصل نہ ٿي ڪري ، ائين ئي ڪافر قرآن مان نفعي وارو نہ ٿو ٿئي. ف١٠٨ جيڪي توحيد ۽ ايمان تي حجتون ۽ دليل آهن. ف١٠٩ حضرت نوح عليه السلام جي والد جو نالو لمڪ آهي ، اهو متوشلخ جو ، اهو اخنوخ عليه السلام جو فرزند آهي. اخنوخ حضرت ادريس عليه السلام جو نالو آهي. حضرت نوح عليه السلام چاليهہ يا پنجاهہ سالن جي عمر ۾ نبوت سان سرفراز فرمايو ويو. مٿين آيتن ۾ الله تعالیٰ پنهنجي قدرت جا دليل ۽ صنعت جا غرائب بيان فرمايا جن سان سندس توحيد ۽ ربوبيت ثابت ٿئي ٿي ۽ مرڻ کان پوءِ اُٿڻ ۽ زنده ٿيڻ جي صحيح هجڻ تي چٽا دليل قائم ڪيا. ان کان پوءِ نبين سڳورن جو ذڪر فرمائي ٿو ۽ اُنهن جي انهن معاملن جو جيڪي انهن کي اُمتن سان پيش آيا. هن ۾ محبوب نبي ڪريم صلی الله عليه وسلم جن جي تسلي آهي تہ فقط توهان جي قوم ئي حق جي قبول ڪرڻ کان منهن نہ موڙيو ، پر پهريون اُمتون بہ مُنهن موڙينديون رهيون ۽ نبين سڳورن جي تڪذيب ڪرڻ وارن جو دنيا ۾ انجام هلاڪت ۽ آخرت ۾ وڏو عذاب آهي. هن مان ظاهر آهي تہ نبين سڳورن جي تڪذيب ڪرڻ وارا الله تعالیٰ جي غضب جا حقدار ٿين ٿا. جيڪو شخص محبوب سيد عالم صلی الله عليه وسلم جن جي تڪذيب ڪندو تہ ان جو بہ اهوئي انجام ٿيندو. نبين سڳورن جي انهن تذڪرن ۾ سيد عالم صلی الله عليه وسلم جن جي نبوت جو زبردست دليل آهي ڇو تہ حضور جن اُمّي هئا ، پوءِ بہ سندن انهن واقعن جو تفصيل بيان فرمائڻ خاص ڪري اهڙي ملڪ ۾ جتي ڪتابي عالم گهڻائي سان موجود هئا ۽ سرگرم مخالف بہ هئا. توڙي ڪا ڳالهہ لڌي هجي تہ گهڻو شور مچائن ها ، اِتي محبوب سائين جن جو انهن واقعن کي بيان فرمائڻ ۽ ڪتابين جو مات رهڻ ۽ حيران رهجي وڃڻ چٽو دليل آهي تہ محبوب سائين نبي برحق آهن ۽ پروردگار عالم مٿن علمن جا دروازا کولي ڇڏيا آهن. ف١١٠ اهوئي عبادت جو حقدار آهي. ف١١١ پوءِ ان کان سواءِ ڪنهن ٻئي کي نہ پوڄيو. ف١١٢ قيامت جي ڏينهن جو يا طوفان جي ڏينهن جو . جيڪڏهن توهان منهنجي نصيحت قبول نہ ڪريو ۽ سنئين واٽ تي نہ اچو .

مِّنْ رَّبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٦١﴾ اُبَلِّغُكُمْ رِسٰلٰتِ رَبِّيْ وَ اَنْصَحُ لَكُمْ وَ

رسول آهيان. توهان کي پنهنجي رب جا احڪام پهچائيندو آهيان ۽ توهان جي ڀلا لاءِ چئي ڏيندو آهيان ۽

اَعْلَمُ مِنَ اللّٰهِ مَا لَا تَعْلَمُوْنَ ﴿٦٢﴾ اَوَ عَجِبْتُمْ اَنْ جَآءَكُمْ ذِكْرٌ مِّنْ

مان الله جي طرفان اهو علم رکان ٿو جو توهان نه ٿا رکو. ڇا توهان کي تعجب ٿيو جو توهان وٽ توهان جي رب جي طرفان

رَّبِّكُمْ عَلٰى رَجُلٍ مِّنْكُمْ لِيُنْذِرَكُمْ وَ لِتَتَّقُوْا وَ لَعَلَّكُمْ تُرْحَمُوْنَ ﴿٦٣﴾

هڪ نصيحت آئي توهان مان هڪ مرد جي معرفت ف١١٣ جيئن اهو توهان کي ڊيڄاري ۽ توهان ڊڄو من اوهان تي رحم ٿئي.

فَكَذَّبُوْهُ فَاَنْجَيْنٰهُ وَ الَّذِيْنَ مَعَهٗ فِي الْفُلْكِ وَ اَغْرَقْنَا الَّذِيْنَ

پوءِ انهن ان کي ف١١٤ ڪوڙو سمجهيو پوءِ اسان ان کي نجات ڏني ۽ انهن کي به ف١١٥ جيڪي ٻيڙي ۾ ساڻس گڏ هئا ۽ اسان پنهنجي آيتن

كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا ؕ اِنَّهُمْ كَانُوْا قَوْمًا عَمِيْنَ ﴿٦٤﴾ وَ اِلٰى عَادٍ اَخَاهُمْ

جي تڪذيب ڪندڙن کي ٻوڙيو، بيشڪ اهو نه ڏسندڙ ٽولو هو. ف١١٦ ۽ عاد جي طرف ف١١٧ سندن برادري مان

هُوْدًا ؕ قَالَ يٰقَوْمِ اعْبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمْ مِّنْ اِلٰهٍ غَيْرُهٗ ؕ

هود کي موڪليوسي ف١١٨ چيائين اي منهنجي قوم الله جي بندگي ڪريو ان کان سواءِ توهان جو ڪو معبود ڪونهي.

اَفَلَا تَتَّقُوْنَ ﴿٦٥﴾ قَالَ الْمَلَاُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْ قَوْمِهٖۤ اِنَّا لَنَرٰىكَ

ڇا پوءِ توهان ڊڄو نه ٿا. ف١١٩ ان جي قوم جي سردارن چيو بيشڪ اسان توکي بيوقوف سمجهون ٿا

فِيْ سَفَاهَةٍ وَّ اِنَّا لَنَظُنُّكَ مِنَ الْكٰذِبِيْنَ ﴿٦٦﴾ قَالَ يٰقَوْمِ لَيْسَ

۽ بيشڪ اسان توکي ڪوڙن مان گمان ڪريون ٿا. ف١٢٠ فرمايائين اي منهنجي قوم مون کي بيوقوفي

بِيْ سَفَاهَةٌ وَّ لٰكِنِّيْ رَسُوْلٌ مِّنْ رَّبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٦٧﴾ اُبَلِّغُكُمْ

سان ڪهڙو واسطو مان جهانن جي پروردگار جو رسول آهيان. توهان کي پنهنجي رب

رِسٰلٰتِ رَبِّيْ وَ اَنَا لَكُمْ نَاصِحٌ اَمِيْنٌ ﴿٦٨﴾ اَوَ عَجِبْتُمْ اَنْ جَآءَكُمْ

جا احڪام پهچايان ٿو ۽ توهان جو ڀروسي جوڳو خيرخواهه آهيان. ف١٢١ ۽ ڇا توهان کي هن تي حيرت ٿي جو

ذِكْرٌ مِّنْ رَّبِّكُمْ عَلٰى رَجُلٍ مِّنْكُمْ لِيُنْذِرَكُمْ ؕ وَ اذْكُرُوْۤا

توهان وٽ توهان جي رب جي طرفان هڪ نصيحت آئي توهان مان هڪ مرد جي معرفت جو اهو توهان کي ڊيڄاري ۽ ياد ڪريو

اِذْ جَعَلَكُمْ خُلَفَآءَ مِنْۢ بَعْدِ قَوْمِ نُوْحٍ وَّ زَادَكُمْ فِي الْخَلْقِ

جڏهن ان توهان کي قوم نوح جو جانشين ڪيو ف١٢٢ ۽ توهان جي جسم جي ڦيلاءَ کي وڌايائين ف١٢٣



ع ٨ ٦ ١٥

ف١١٣ جنهن کي توهان چڱيءَ طرح ڄاڻو ٿا ۽ سندس نسب کي سڃاڻو ٿا.

ف١١٤ يعني حضرت نوح عليه السلام کي.

ف١١٥ ان تي ايمان آندو ۽.

ف١١٦ جنهن کي حق نظر نه ايندو هو. حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته انهن جون دليون انڌيون هيون، معرفت جي نور کان ڪين حصو مليل نه هو.

ف١١٧ هتي عاد اولیٰ مراد آهي ۽ اها حضرت هود عليه السلام جي قوم آهي ۽ عاد ثانيه حضرت صالح عليه السلام جي قوم آهي، ان کي ثمود چوندا آهن، انهن ٻنهيءَ جي وچ ۾ سؤ سالن جو مفاصلو آهي (جمل).

ف١١٨ هود عليه السلام.

ف١١٩ الله جي عذاب جو.

ف١٢٠ يعني رسالت جي دعویٰ ۾ سچو نه ٿا ڄاڻون.

ف١٢١ ڪافرن جو حضرت هود عليه السلام جي حضور ۾ هي گستاخانه گفتگو انتها درجي جي بي ادبي ۽ ڪمينائپ هئي ته توهان کي بيوقوف سمجهون ٿا ۽ ڪوڙو گمان ڪريون ٿا ۽ اهي هن ڳالهه جا حقدار هئا ته کين سخت ترين جواب ڏنو وڃي ها، مگر ٻاڻ پنهنجي اخلاق ۽ بردباري جي شان سان جيڪو جواب ڏنائين، ان ۾ مقابلي جو شان ئي پيدا ٿيڻ نه ڏنائين ۽ انهن جي جهالت کان چشم پوشي ڪيائين. هن مان دنيا کي سبق ملي ٿو ته بيوقوف ۽ بد عادت ماڻهن سان اهڙيءَ طرح مخاطب ٿيڻ جڳائي. ان سان گڏ ٻاڻ پنهنجي رسالت خيرخواهي ۽ امانت جو ذڪر فرمايائين، جنهن مان هي معلوم ٿيو ته علم ۽ ڪمال وارن کي ضرورت جي موقعي تي پنهنجي منصب ۽ ڪمال جو اظهار ڪرڻ جائز آهي. ف١٢٢ هيءُ ان جو ڪيڏو نه وڏو احسان آهي! ف١٢٣ ۽ تمام گهڻي قوت ۽ قد ۾ ڊيگهه عنايت ڪيائين.

بَصۜۡطَةً ۚ فَاذْكُرُوْٓا اٰلَاۗءَ اللّٰهِ لَعَلَّكُمْ تُفْلِحُوْنَ ﴿٦٩﴾ قَالُوْٓا

پوءِ الله جون نعمتون ياد ڪريو ف۱۲۴ مَن توهان ڪامياب ٿيو. چوڻ لڳا

اَجِئْتَنَا لِنَعْبُدَ اللّٰهَ وَحْدَهٗ وَنَذَرَ مَا كَانَ يَعْبُدُ اٰبَاۗؤُنَا ۚ

ڇا تون اسان وٽ ان ڪري آيو آهين ف۱۲۵ ته اسان هڪ الله جي عبادت ڪريون ۽ جن جي ف۱۲۶ اسان جا ابا ڏاڏا پوڄا ڪندا هئا

فَاْتِنَا بِمَا تَعِدُنَآ اِنْ كُنْتَ مِنَ الصّٰدِقِيْنَ ﴿٧٠﴾ قَالَ قَدْ وَقَعَ

انهن کي ڇڏي ڏيون پوءِ آڻ ف۱۲۷ اسان وٽ جنهن جو تون وعدو ڏيئي رهيو آهين جيڪڏهن سچو آهين. چيائين ف۱۲۸ ضرور

عَلَيْكُمْ مِّنْ رَّبِّكُمْ رِجْسٌ وَّغَضَبٌ ۭ اَتُجَادِلُوْنَنِيْ فِيْٓ اَسْمَاۗءٍ

توهان تي توهان جي رب جو عذاب ۽ ڪاوڙ پيو ف۱۲۹ ڇا مون سان خالي انهن نالن ۾ جهيڙو ڪري رهيا

سَمَّيْتُمُوْهَآ اَنْتُمْ وَاٰبَاۗؤُكُمْ مَّا نَزَّلَ اللّٰهُ بِهَا مِنْ سُلْطٰنٍ ۭ

آهيو جيڪي توهان ۽ توهان جي ابن ڏاڏن رکيا ف۱۳۰ جنهن جي واسطي الله ڪو دليل نه لاٿو آهي

فَانْتَظِرُوْٓا اِنِّىْ مَعَكُمْ مِّنَ الْمُنْتَظِرِيْنَ ﴿٧١﴾ فَاَنْجَيْنٰهُ وَالَّذِيْنَ

پوءِ انتظار ڪريو ف۱۳۱ مان به توهان سان گڏ رستو تڪيان ٿو. پوءِ اسان ان کي نجات ڏني ف۱۳۲ ۽ ان سان

مَعَهٗ بِرَحْمَةٍ مِّنَّا وَقَطَعْنَا دَابِرَ الَّذِيْنَ كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا وَمَا كَانُوْا

جيڪي گڏ هئا پنهنجي خاص رحمت سان ف۱۳۳ ۽ جيڪي اسان جون آيتون ڪوڙيون سمجهندا هئا ف۱۳۴ انهن جي اسان پاڙ ڪٽي

مُؤْمِنِيْنَ ﴿٧٢﴾ۧ وَاِلٰي ثَمُوْدَ اَخَاهُمْ صٰلِحًا ۘ قَالَ يٰقَوْمِ اعْبُدُوا اللّٰهَ

ڇڏي ۽ ف۱۳۵ اهي ايمان آڻڻ وارا نه هئا. ۽ ثمود جي طرف ف۱۳۶ انهن جي برادري مان صالح کي موڪليوسين چيائين اي منهنجي قوم الله جي عبادت ڪريو

مَا لَكُمْ مِّنْ اِلٰهٍ غَيْرُهٗ ۭ قَدْ جَاۗءَتْكُمْ بَيِّنَةٌ مِّنْ رَّبِّكُمْ ۭ هٰذِهٖ

ان کان سواءِ توهان جو ڪو معبود نه آهي بيشڪ توهان وٽ توهان جي رب جي طرفان ف۱۳۷ روشن دليل آيو ف۱۳۸ هي

نَاقَةُ اللّٰهِ لَكُمْ اٰيَةً فَذَرُوْهَا تَاْكُلْ فِيْٓ اَرْضِ اللّٰهِ وَلَا تَمَسُّوْهَا

الله جي ڏاچي آهي توهان جي واسطي نشاني ف۱۳۹ پوءِ ان کي ڇڏيو ته الله جي زمين ۾ کائي ۽ ان کي تڪليف نه پهچايو ف۱۴۰

بِسُوْۗءٍ فَيَاْخُذَكُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿٧٣﴾ وَاذْكُرُوْٓا اِذْ جَعَلَكُمْ خُلَفَاۗءَ

جو توهان تي دردناڪ عذاب ايندو. ۽ ياد ڪريو جڏهن توهان کي ف۱۴۱ عاد جي جاءِ تي

مِنْۢ بَعْدِ عَادٍ وَّبَوَّاَكُمْ فِي الْاَرْضِ تَتَّخِذُوْنَ مِنْ سُهُوْلِهَا

ويهاريائين ۽ ملڪ ۾ جڳهه ڏني جو نرم زمين ۾ ماڙيون ناهيو تا ف۱۴۲

13

ع ٩ / ٨ / ١٦

ف۱۲۴ ۽ اهڙي منعم تي ايمان آڻيو ۽ طاعتن ۽ عبادتن پوريون ڪري ان جي احسان جي شڪرگذاري ڪريو. ف۱۲۵ يعني حضرت هود عليه السلام پنهنجي قوم جي ڳوٺ جي عبادت گاهه کان الڳ هڪ اڪيلائي واري مقام ۾ عبادت ڪندو هو، جڏهن وحي ايندو هو ته پوءِ قوم وٽ اچي انهن کي ٻڌائيندو هو. ف۱۲۶ بُت. ف۱۲۷ اهو عذاب. ف۱۲۸ حضرت هود عليه السلام. ف۱۲۹ ۽ توهان جي سرڪشيءَ جي ڪري توهان تي عذاب اچڻ واجب ۽ لازم ٿي ويو. ف۱۳۰ ۽ انهن کان پوءِ پوڄڻ لڳو ۽ معبود مڃڻ لڳو، ان جي باوجود جو انهن جي ڪا به حقيقت نه آهي ۽ اُلوهيت جي معنيٰ کان قطعًا خالي ۽ عاري آهن. ف۱۳۱ الله تعاليٰ جي عذاب جو. ف۱۳۲ جيڪي ان جا تابعدار هئا ۽ مٿس ايمان آندو هئائون. ف۱۳۳ ان عذاب کان جيڪو قومِ هود تي لٿو. ف۱۳۴ حضرت هود عليه السلام جي تڪذيب ڪندا هئا. ف۱۳۵ ۽ هِن طرح هلاڪ ڪري ڇڏيوسون جو انهن مان هڪ به نه بچيو. مختصر واقعو هيءُ آهي ته عاد جي قوم احقاف ۾ رهندي هئي، جيڪو عمان ۽ حضرموت جي وچ ۾ يمن جي علائقي ۾ هڪ ريگستان آهي. انهن زمين کي نافرمانيءَ سان ڀري ڇڏيو هو ۽ دنيا جي قومن کي پنهنجن ظلمن سان پنهنجي زور ۽ قوت جي گمان ۾ تباهه ڪري ڇڏيو هو. اهي ماڻهو بُت پُرست هئا. انهن جي هڪ بُت جو نالو صداء، ٻئي جو صمود ۽ ٽئين جو هباء هو. الله تعاليٰ انهن ۾ حضرت هود عليه السلام کي مبعوث فرمايو، پاڻ انهن کي توحيد جو حڪم ڏنائين، شرڪ، بُت پُرستيءَ، ظلم ۽ سختين جي منع ڪيائين ان تي اهي ماڻهو انڪاري ٿيا، سندس تڪذيب ڪرڻ لڳا ۽ چوڻ لڳا ته اسان کان وڌيڪ طاقتور ڪير آهي. انهن مان چند ماڻهن حضرت هود عليه السلام تي ايمان آندو هو مگر اهي ٿورا هئا ۽ پنهنجو ايمان لڪائيندا رهندا هئا. انهن مومنن مان هڪ شخص جو نالو مرثد ابن سعد بن عفير هو، اهو پنهنجو ايمان مخفي رکندو هو، جڏهن قوم سرڪشي ڪئي ۽ پنهنجي نبيءَ جي تڪذيب ڪئي ۽ زمين ۾ فساد ڪيو ۽ ظلمن ۾ زيادتي ڪئي ۽ وڏيون مضبوط عمارتون ناهيون، ايئن معلوم ٿيندو هو ته انهن کي هي گمان آهي ته اهي دنيا ۾ هميشه رهندا. جڏهن انهن جي حالت ايستائين پهتي ته الله تعاليٰ برسات کي روڪي ڇڏيو، پوراٽي سال برسات نه پئي، ان سبب اهي هاڻ وڏي مصيبت ۾ مبتلا ٿي ويا. ان زماني ۾ هي دستور هو ته جڏهن ڪا تڪليف يا مصيبت نازل ٿيندي هئي ته ماڻهو بيت الحرام ۾ حاضر ٿي الله تعاليٰ کان ان جي ختم ٿيڻ لاءِ دُعا گُهرندا هئا تنهن ڪري انهن ماڻهن هڪ وفد بيت الله ڏانهن روانو ڪيو، جنهن ۾ قيل بن عنز، نعيم ابن هزال ۽ مرثد ابن سعد هئا، جن سڳورن حضرت هود عليه السلام تي ايمان آندو هو پر پنهنجو ايمان مخفي رکندا هئا. ان زماني ۾ مڪه مڪرمه ۾ عماليق رهندا هئا ۽ انهن جو سردار معاويه بن بڪر هو، سندس نانگ عاد قوم ۾ هو، انهيءَ ڪري اپي جي ڪري اهو وفد مڪه مڪرمه جي آس پاس معاويه بن بڪر وٽ مقيم ٿيو. اُن انهن جي گهڻي عزت ڪئي، سهڻي نموني سارسنڀال ڪئي. اهي ماڻهو اتي شراب پيئندا ۽ ٻانهين جو ناچ ڏسندا هئا. اهڙيءَ طرح انهن عيش وعشرت ۾ هڪ مهينو گذاريو. معاويه کي خيال آيو ته جيڪڏهن اهو انهن ماڻهن کي ڪجهه چوي ته شايد اهي هي خيال ڪن ته هاڻ هِن کي ميزباني ڳري لڳي آهي. تنهن ڪري ان ڳائڻ واريءَ ٻانهيءَ کي اهڙا شعر ڏنا جن ۾ عاد قوم جي حاجت جو ذڪر هو. جڏهن ٻانهيءَ اهو نظم ڳايو، تڏهن انهن کي ياد آيو ته اسان ته ان قوم جي مصيبت جي فرياد ڪرڻ لاءِ مڪه مڪرمه موڪليا ويا آهيون! هاڻي انهن کي خيال ٿيو ته حرم شريف ۾ داخل ٿي قوم جي واسطي برسات جي دعا گهرون، ان وقت مرثد ابن سعد چيو ته الله جو قسم! توهان جي دعا سان پاڻي نه وسندو پر جيڪڏهن توهان پنهنجي نبيءَ جي تابعداري ڪريو ۽ توبهه تائب ٿيو ته پوءِ بارش ٿيندي ۽ ان وقت مرثد پنهنجي اسلام جو اظهار ڪيو. انهن مرثد کي ڇڏي وڃي مڪه مڪرمه ۾ دعا گهرڻ لڳا. الله تعاليٰ ٽي ڪڪر موڪليا، هڪ سفيد، هڪ ڳاڙهو ۽ هڪ ڪارو ۽ آسمان کان آواز آيو ته اي قيل! پنهنجي ۽ پنهنجي قوم لاءِ انهن مان هڪ ڪڪر چونڊ ڪر. ان ڪاري ڪڪر کي چونڊيو، هن خيال سان ته هِن مان گهڻو پاڻي وسندو. جڏهن اهو ڪڪر عاد قوم جي طرف وڌيو ته اهي ان کي ڏسي گهڻو خوش ٿيا. مگر ان ۾ پاڻيءَ جي بجاءِ ايتري سخت هوا هلي جو اُن ۽ ماڻهن کي اڏائي ڪٽنان ڪانڪِي ٽي ڪٽي ويئي. اهو ڏسي اُهي ماڻهو گهرن ۾ داخل ٿي دروازا بند ڪري ڇڏيائون. مگر هوا جي تيزيءَ کان بچي نه سگهيا. ان دروازا به ڪيرائي انهن کي هلاڪ ڪري ڇڏيو ۽ الله جي قدرت سان ڪارا پکي ظاهر ٿيا، جن انهن جي لاشن کي کڻي سمنڊ ۾ اڇلائي ڇڏيو. حضرت هود عليه السلام مؤمنن کي ساڻ ڪري قوم کان جدا ٿي ويو هو، ان ڪري اهو سلامت رهيو. قوم جي هلاڪ ٿيڻ کان پوءِ ايمان وارن کي ساڻ ڪري مڪه مڪرمه تشريف وٺي آيو ۽ پڇاڙيءَ عمر تائين اتي ئي الله تعاليٰ جي عبادت ڪندو رهيو. ف۱۳۶ جيڪي حجاز ۽ شام جي وچ ۾

قُصُوْرًا وَّ تَنْحِتُوْنَ الْجِبَالَ بُيُوْتًا ۚ فَاذْكُرُوْۤا اٰلَآءَ اللّٰهِ وَلَا تَعْثَوْا

جبلن ۾ جايون گھڙيو ٿا ف١٤٣ پوءِ الله جون نعمتون ياد ڪريو ف١٤٤ ۽ زمين ۾ فساد

فِی الْاَرْضِ مُفْسِدِیْنَ ﴿۷۴﴾ قَالَ الْمَلَاُ الَّذِیْنَ اسْتَكْبَرُوْا مِنْ

مچائيندا نه ڦرو . ان قوم جي وڏائي وارن

قَوْمِهٖ لِلَّذِیْنَ اسْتُضْعِفُوْا لِمَنْ اٰمَنَ مِنْهُمْ اَتَعْلَمُوْنَ

ڪمروز مسلمانن کي چيو ته ڇا توهان ڄاڻو ٿا

اَنَّ صٰلِحًا مُّرْسَلٌ مِّنْ رَّبِّهٖ ؕ قَالُوْۤا اِنَّا بِمَاۤ اُرْسِلَ بِهٖ مُؤْمِنُوْنَ ﴿۷۵﴾

ته صالح پنهنجي رب جو رسول آهي چيائون بيشڪ اسان انهيءَ تي ايمان رکون ٿا جنهن سان ان کي موڪليو ويو آهي ف١٤٥

قَالَ الَّذِیْنَ اسْتَكْبَرُوْۤا اِنَّا بِالَّذِیْۤ اٰمَنْتُمْ بِهٖ كٰفِرُوْنَ ﴿۷۶﴾

وڏائي وارا چوڻ لڳا جنهن تي توهان ايمان آندو اسان کي ان کان انڪار آهي.

فَعَقَرُوا النَّاقَةَ وَ عَتَوْا عَنْ اَمْرِ رَبِّهِمْ وَ قَالُوْا یٰصٰلِحُ ائْتِنَا

پوءِ ف١٤٦ ڏاچي جون ڪچيون ڪپيائون ۽ پنهنجي رب جي حڪم کان سرڪشي ڪيائون ۽ چوڻ لڳا ته اي صالح اسان تي آڻ

بِمَا تَعِدُنَاۤ اِنْ كُنْتَ مِنَ الْمُرْسَلِیْنَ ﴿۷۷﴾ فَاَخَذَتْهُمُ الرَّجْفَةُ

ف١٤٧ جنهن کان تون ڊيڄاري رهيو آهين جيڪڏهن تون رسول آهين. پوءِ انهن تي زلزلو آيو

فَاَصْبَحُوْا فِیْ دَارِهِمْ جٰثِمِیْنَ ﴿۷۸﴾ فَتَوَلّٰی عَنْهُمْ وَ قَالَ یٰقَوْمِ

ته صبح جو پنهنجي گهرن ۾ اونڌي منهن پيل رهجي ويا. پوءِ صالح انهن کان منهن ڦيرايو ف١٤٨ ۽ چيائين اي منهنجي قوم

لَقَدْ اَبْلَغْتُكُمْ رِسَالَةَ رَبِّیْ وَ نَصَحْتُ لَكُمْ وَ لٰكِنْ لَّا تُحِبُّوْنَ

بيشڪ مون توهان کي پنهنجي رب جي رسالت پهچائي ڇڏي ۽ اوهان جو خير گهريم پر توهان کي خيرخواهن جي

النّٰصِحِیْنَ ﴿۷۹﴾ وَ لُوْطًا اِذْ قَالَ لِقَوْمِهٖۤ اَتَاْتُوْنَ الْفَاحِشَةَ مَا سَبَقَكُمْ

ضرورت ئي ڪانه آهي. ۽ لوط کي اسان موڪليو جڏهن ان پنهنجي قوم کي چيو ف١٤٩ ڇا اهڙي بي حيائي ڪريو ٿا جيڪا

بِهَا مِنْ اَحَدٍ مِّنَ الْعٰلَمِیْنَ ﴿۸۰﴾ اِنَّكُمْ لَتَاْتُوْنَ الرِّجَالَ شَهْوَةً

توهان کان اڳي جهان ۾ ڪنهن نه ڪئي. توهان ته مڙسن وٽ شهوت جي ارادي سان وڃو ٿا ف١٥٠

مِّنْ دُوْنِ النِّسَآءِ ؕ بَلْ اَنْتُمْ قَوْمٌ مُّسْرِفُوْنَ ﴿۸۱﴾ وَ مَا كَانَ جَوَابَ

عورتن کي ڇڏي ڪري بلڪ توهان ماٺهو حد کان لنگهي ويا ف١٥١ ۽ ان جي قوم جو ڪو جواب نه هو



حجر جي زمين ۾ رهندا هئا. ف١٣٧ منهنجي نبوت جي سچائي تي. ف١٣٨ جنهن جو بيان هيءَ آهي ته. ف١٣٩ جيڪا نه ڪنهن جي پٺي ۾ رهي، نه ڪنهن جي پيٽ ۾، نه ڪنهن نر مان پيدا ٿي، نه مادي مان، نه حمل ۾ رهي نه ان جي پيدائش درجي بدرجي ڪمال کي پهتي بلڪ معمول جي خلاف اها جبل جي هڪ پٿر مان هڪدم پيدا ٿي، ان جي اها پيدائش معجزو آهي. پوءِ اها هڪ ڏينهن پاڻي پيئي ٿي ۽ سمورو ثمود جو قبيلو هڪ ڏينهن هي به معجزو آهي ته هڪ ڏاچي هڪ قبيلي جيترو پاڻي پيئجي وڃي. ان کان سواءِ سندس پاڻي پيئڻ جي ڏينهن ان جو کير ڏڌو ويندو هو ته اهو ايترو ٿيندو هو جو سموري قبيلي کي پورو ٿي ويندو هو ۽ پاڻي جي قائم مقام ٿي ويندو هو هي به معجزو آهي ۽ سمورا وحشي ۽ جانوران جي واري جي ڏينهن پاڻي پيئڻ کان پري رهندا هئا، هي به معجزو. ايترا معجزا حضرت صالح عليه السلام جي نبوت جي سچائي لاءِ زبردست حجتون آهن.
ف١٤٠ نه ماريو، نه ڪليو، جيڪڏهن ائين ڪيو ته اهو ئي نتيجو نڪرندو. ف١٤١ اي ثمود جي قوم! ف١٤٢ گرمي جي موسم ۾ آرام ڪرڻ جي لاءِ. ف١٤٣ سردي جي موسم جي لاءِ. ف١٤٤ اُن جو شڪر بجا آڻيو. ف١٤٥ ان جي دين کي قبول ڪريون ٿا ۽ ان جي رسالت کي مڃون ٿا. ف١٤٦ ثمود جي قوم. ف١٤٧ اهو عذاب. ف١٤٨ جڏهن انهن سرڪشي ڪئي. نقل ٿيل آهي ته انهن ماڻهن اربع جي ڏينهن ڏاچي جون ڪچيون ڪپيون هيون ته حضرت صالح عليه السلام فرمايو توهان هن کان پوءِ ٽي ڏينهن زنده رهندؤ. پهرئين ڏينهن توهان سڀني جا منهن ڦڪا ٿي ويندا، ٻئي ڏينهن ڳاڙها، ٽئين ڏينهن ڪارا ۽ چوٿين ڏينهن عذاب ايندو. اهڙيءَ طرح ائين ئي ٿيو ۽ آچر جي ڏينهن ٻيپهري جي ويجهو آسمان کان هڪ هولناڪ آواز آيو، جنهن سان انهن ماڻهن جون دليون ڦاٽي پيون ۽ سمورا هلاڪ ٿي ويا. ف١٤٩ جيڪو حضرت ابراهيم عليه السلام جو ڀائٽيو آهي. ڪيس سدوم وارن جي طرف موڪليو ويو، جڏهن سندس چاچي حضرت ابراهيم عليه السلام شام جي طرف هجرت ڪئي ته پوءِ حضرت ابراهيم عليه السلام فلسطين جي ملڪ ۾ نزول فرمايو ۽ حضرت لوط عليه السلام اردن ۾ آيو. الله تعالیٰ کيس سدوم وارن جي طرف مبعوث ڪيو، پاڻ انهن ماڻهن کي سچي دين جي دعوت ڏيندو هو ۽ بُري فعل کان روڪيندو هو، جيئن ته آيت شريف ۾ ذڪر اچي ٿو. ف١٥٠ يعني انهن سان بدفعلي ڪريو ٿا. ف١٥١ جو حلال کي ڇڏي حرام ۾ مبتلا ٿيو ۽ اهڙي خبيث فعل جو ارتڪاب ڪيو. انسان کي نسل جي بقا ۽ دنيا جي آبادي جي لاءِ شهوت ڏني وئي آهي ۽ عورتون شهوت جي جاءِ ۽ نسل جي جاءِ بڻايون ويون آهن ته انهن مان معروف طريقي سان شريعت جي اجازت جي موافق اولاد حاصل ڪئي وڃي. جڏهن مردن، عورتن کي ڇڏي سندن ڪم مردن مان ورتو گهريو ته پوءِ حد کان لنگهي ويا ۽ انهن ان وقت جي صحيح مقصد کي ختم ڪري ڇڏيو جو ته مرد کي نه حمل ٿئي ٿو ۽ نه ٻار ڄڻي ٿو ته پوءِ ان سان مشغول ٿيڻ شيطانيت کان سواءِ ٻيو ڇا آهي؟ سيرت ۽ تاريخ دان عالمن جو بيان آهي ته قوم لوط جا ڳوٺ سرسبز ۽ سهڻا هئا ۽ اتي اناج ۽ ميوا گهڻائي سان پيدا ٿيندا هئا. نه زمين جو ٻيو ٽڪرو اُن جهڙو نه هو. ان ڪري جاءِ جاءِ کان ماڻهو ٽولا ٽولا ٿي اتي ايندا هئا ۽ انهن کي پريشان ڪندا هئا. اهڙي وقت ۾ ابليس لعنتي هڪ پوڙهي جي صورت ۾ ظاهر ٿيو ۽ انهن کي چوڻ لڳو ته جيڪڏهن توهان مهمانن جي انهي گهڻائي کان ڇوٽڪارو گهرو ٿا ته پوءِ جڏهن اهي ماڻهو اچن ته انهن سان بدفعلي ڪريو. اهڙيءَ طرح اهو بڇڙو فعل انهن شيطان لعين کان سکيو ۽ انهن ۾ رائج ٿيو.

قَوْمِهٖٓ اِلَّآ اَنْ قَالُوْٓا اَخْرِجُوْهُمْ مِّنْ قَرْيَتِكُمْ ۚ اِنَّهُمْ اُنَاسٌ

مگر هيءُ چوڻ ته انهن ف١٥٢ کي پنهنجي ڳوٺ مان ڪڍي ڇڏيو هي ماڻهو ته پاڪيزگي چاهن

يَّتَطَهَّرُوْنَ ﴿٨٢﴾ فَاَنْجَيْنٰهُ وَاَهْلَهٗٓ اِلَّا امْرَاَتَهٗ ۖ كَانَتْ مِنَ الْغٰبِرِيْنَ ﴿٨٣﴾

ٿا ف١٥٣ پوءِ اسان ان کي ف١٥٤ ان جي گهر وارن کي نجات ڏني مگر ان جي زال پٺتي رهجي ويندڙن ۾ ٿي ف١٥٥

وَاَمْطَرْنَا عَلَيْهِمْ مَّطَرًا ۭ فَانْظُرْ كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الْمُجْرِمِيْنَ ﴿٨٤﴾

۽ اسان انهن تي هڪ برسات وسائي ف١٥٦ پوءِ ڏسو ڪهڙي پڇاڙي ٿي مُجرمن جي. ف١٥٧

وَاِلٰى مَدْيَنَ اَخَاهُمْ شُعَيْبًا ۭ قَالَ يٰقَوْمِ اعْبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمْ

۽ مدين جي طرف انهن جي برادريءَ مان شعيب کي موڪليوسين ف١٥٨ چيائين اي منهنجي قوم الله جي عبادت ڪريو ان کان سواءِ

مِّنْ اِلٰهٍ غَيْرُهٗ ۭ قَدْ جَاۗءَتْكُمْ بَيِّنَةٌ مِّنْ رَّبِّكُمْ فَاَوْفُوا الْكَيْلَ

توهان جو ڪو معبود نه آهي بيشڪ توهان وٽ توهان جي رب جي طرفان روشن دليل آيو ف١٥٩ پوءِ ماپ ۽

وَالْمِيْزَانَ وَلَا تَبْخَسُوا النَّاسَ اَشْيَاۗءَهُمْ وَلَا تُفْسِدُوْا فِي

تور پوري طرح ڪريو ۽ ماڻهن کي سندن شيون گهٽ ڪري نه ڏيو ف١٦٠ ۽ زمين ۾ سڌاري بعد فساد نه

الْاَرْضِ بَعْدَ اِصْلَاحِهَا ۭ ذٰلِكُمْ خَيْرٌ لَّكُمْ اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿٨٥﴾ۚ

ڦهلايو اهو توهان جي واسطي ڏاڍو ڀلو آهي جيڪڏهن ايمان آڻيو. ۽

وَلَا تَقْعُدُوْا بِكُلِّ صِرَاطٍ تُوْعِدُوْنَ وَتَصُدُّوْنَ عَنْ سَبِيْلِ

هر رستي تي ايئن نه ويهو جو واٽ ويندڙن کي ڊيڄاريو ۽ الله جي واٽ کان انهن

اللّٰهِ مَنْ اٰمَنَ بِهٖ وَتَبْغُوْنَهَا عِوَجًا ۚ وَاذْكُرُوْٓا اِذْ كُنْتُمْ قَلِيْلًا

کي روڪيو ف١٦١ جن ان تي ايمان آندو ۽ ان ۾ ڏنگائي تلاش ڪريو ۽ ياد ڪريو جڏهن توهان ٿورا هيؤ

فَكَثَّرَكُمْ ۠ وَانْظُرُوْا كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الْمُفْسِدِيْنَ ﴿٨٦﴾ وَاِنْ كَانَ

انهيءَ توهان کي گهڻو ڪيو ف١٦٢ ۽ ڏسو ف١٦٣ فسادين جو انجام ڪهڙو ٿيو؟ ۽ جيڪڏهن توهان

طَاۗىِٕفَةٌ مِّنْكُمْ اٰمَنُوْا بِالَّذِيْٓ اُرْسِلْتُ بِهٖ وَطَاۗىِٕفَةٌ لَّمْ يُؤْمِنُوْا

مان هڪ جماعت ان تي ايمان آندو جنهن سان مون کي موڪليو ويو ۽ هڪڙي ٽوليءَ نه مڃيو ف١٦٤ پوءِ صبر

فَاصْبِرُوْا حَتّٰى يَحْكُمَ اللّٰهُ بَيْنَنَا ۚ وَهُوَ خَيْرُ الْحٰكِمِيْنَ ﴿٨٧﴾

ڪريو تان جو الله اسان ۾ فيصلو ڪري ف١٦٥ ۽ الله جو فيصلو سڀني کان بهتر آهي. ف١٦٦

ف١٥٢ يعني حضرت لوط عليه السلام ۽ سندس تابعدارن کي.

ف١٥٣ ۽ پاڪائي ئي سُٺي هوندي آهي، اها ئي تعريف جي قابل آهي پر ان قوم جو شوق ايترو خراب ٿي ويو هو جو انهن ان مدح جي صفت کي عيب قرار ڏنو. ف١٥٤ يعني حضرت لوط عليه السلام کي.

ف١٥٥ اها ڪافره هئي ۽ ان قوم سان محبت رکندي هئي.

ف١٥٦ عجيب قسم جي، جنهن ۾ اهڙا پٿر وسايا جيڪي گندرف ۽ باه مان مرڪب هئا. هڪ قول هيءُ آهي ته ڳوٺ جا رهاڪو جيڪي اتي مقيم هئا نه اهي زمين ۾ دٻايا ويا ۽ جيڪي سفر ۾ هئا، سي ان برسات سان هلاڪ ڪيا ويا.

ع ١٠ / ١٢ / ١٧

ف١٥٧ مجاهد چيو ته حضرت جبرئيل عليه السلام نازل ٿيو ۽ اُن پنهنجو بازو لوط جي قوم جي ڳوٺن هيٺان وجهي ان کي اکيڙيو ۽ آسمان جي ويجهو پهچي ان کي اونڌو ڪري ڪيرائي ڇڏيو، ان کان پوءِ پٿرن جي برسات وسائي وئي.

ف١٥٨ حضرت شعيب عليه السلام.

ف١٥٩ جنهن سان منهنجي نبوت ۽ رسالت يقيني طور تي ثابت ٿئي. هن دليل مان معجزو مراد آهي.

ف١٦٠ انهن جا حق ديانتداري سان پورا ادا ڪريو.

ف١٦١ ۽ دين جي تابعداري ڪرڻ ۾ ماڻهن جي لاءِ مانع ٿيو.

ف١٦٢ توهان جو تعداد وڌيڪ ڪري ڇڏيو ته پوءِ ان جي نعمت جو شڪر ڪريو ۽ ايمان آڻيو.

ف١٦٣ عبرت جي نگاهه سان اڳين اُمتن جو احوال ۽ گذريل زمانن ۾ سرڪشي ڪرڻ وارن جو انجام ۽ نتيجو ڏسو ۽ سوچيو.

ف١٦٤ يعني جيڪڏهن توهان منهنجي رسالت ۾ اختلاف ڪري ٻه فرقا ٿي ويا، هڪ فرقي مڃيو ۽ ٻئي انڪار ڪيو.

ف١٦٥ جو تصديق ڪرڻ وارن مومنن کي عزت ڏيئي انهن جي مدد فرمائي ۽ تڪذيب ڪرڻ وارن منڪرن کي هلاڪ ڪري ۽ انهن کي عذاب ڏئي.

ف١٦٦ ڇو ته اهو حقيقي حاڪم آهي.

قَالَ الْمَلَاُ الَّذِیْنَ اسْتَكْبَرُوْا مِنْ قَوْمِهٖ لَنُخْرِجَنَّكَ یٰشُعَیْبُ

ان جي قوم جي مُتڪبر سردارن چيو اي شعيب قسم آهي جو اسان تو کي ۽ تو سان گڏ وارن

وَ الَّذِیْنَ اٰمَنُوْا مَعَكَ مِنْ قَرْیَتِنَاۤ اَوْ لَتَعُوْدُنَّ فِیْ مِلَّتِنَا ؕ

مسلمانن کي پنهنجي ڳوٺ مان ڪڍي ڇڏينداسين يا توهان اسان جي دين ۾ اچو. چيائين ف١٦٧

قَالَ اَوَ لَوْ كُنَّا كٰرِهِیْنَ ﴿٨٨﴾ قَدِ افْتَرَیْنَا عَلَى اللّٰهِ كَذِبًا اِنْ عُدْنَا

ڇا جيتوڻيڪ اسان بيزار هجون. ف١٦٨ ضرور اسان الله تي ڪوڙ ٻڌو جيڪڏهن توهان جي دين ۾

فِیْ مِلَّتِكُمْ بَعْدَ اِذْ نَجّٰىنَا اللّٰهُ مِنْهَا ؕ وَ مَا یَكُوْنُ لَنَاۤ اَنْ نَّعُوْدَ

اچئون هن کان پوءِ جو الله اسان کي ان کان بچايو آهي ف١٦٩ ۽ اسان مسلمانن ماڻهن جو ڪم نه آهي جو توهان جي

فِیْهَاۤ اِلَّاۤ اَنْ یَّشَآءَ اللّٰهُ رَبُّنَا ؕ وَسِعَ رَبُّنَا كُلَّ شَیْءٍ عِلْمًا ؕ عَلَى

دين ۾ داخل ٿئون مگر هيءَ ته الله گهري ف١٧٠ جيڪو اسان جو رب آهي. اسان جي رب جو علم هر شيءِ کي گهيريندڙ آهي

اللّٰهِ تَوَكَّلْنَا ؕ رَبَّنَا افْتَحْ بَیْنَنَا وَ بَیْنَ قَوْمِنَا بِالْحَقِّ وَ اَنْتَ

۽ الله تي ئي اسان جو آهي ڀروسو ف١٧١ اي اسان جا رب اسان ۾ ۽ اسان جي قوم ۾ حق جو فيصلو فرماءِ ف١٧٢ ۽

خَیْرُ الْفٰتِحِیْنَ ﴿٨٩﴾ وَ قَالَ الْمَلَاُ الَّذِیْنَ كَفَرُوْا مِنْ قَوْمِهٖ

تنهنجو فيصلو سڀ کان بهتر آهي. ۽ ان جي قوم جي ڪافر سردارن چيو ته جيڪڏهن توهان شعيب

لَىٕنِ اتَّبَعْتُمْ شُعَیْبًا اِنَّكُمْ اِذًا لَّخٰسِرُوْنَ ﴿٩٠﴾ فَاَخَذَتْهُمُ الرَّجْفَةُ

جا تابعدار ٿي ويا ته ضرور توهان نقصان ۾ رهندؤ. پوءِ انهن تي زلزلو اچي ڪڙڪيو

فَاَصْبَحُوْا فِیْ دَارِهِمْ جٰثِمِیْنَ ﴿٩١﴾ الَّذِیْنَ كَذَّبُوْا شُعَیْبًا كَاَنْ

پوءِ صبح پنهنجي گهرن ۾ اونڌا پيل رهجي ويا ف١٧٣ شعيب کي ڪوڙو چوڻ وارا ڄڻ ته هنن گهرن ۾

لَّمْ یَغْنَوْا فِیْهَا ۛۚ اَلَّذِیْنَ كَذَّبُوْا شُعَیْبًا كَانُوْا هُمُ الْخٰسِرِیْنَ ﴿٩٢﴾

ڪڏهن رهيائي نه هئا. شعيب کي ڪوڙو سمجهڻ وارا تباهي ۾ پئجي ويا

فَتَوَلّٰى عَنْهُمْ وَ قَالَ یٰقَوْمِ لَقَدْ اَبْلَغْتُكُمْ رِسٰلٰتِ رَبِّیْ وَ نَصَحْتُ

پوءِ شعيب انهن کان منهن ڦيريو ف١٧٤ ۽ چيائين اي منهنجي قوم مان توهان کي پنهنجي رب جي رسالتون پهچائي چڪو آهيان ۽

لَكُمْ ۚ فَكَیْفَ اٰسٰى عَلٰى قَوْمٍ كٰفِرِیْنَ ﴿٩٣﴾ وَ مَاۤ اَرْسَلْنَا فِیْ قَرْیَةٍ

توهان جي ڀلائي جي واسطي نصيحت ڪيم ف١٧٥ پوءِ مان ڇو ڏک ڪريان ڪافرن جو. ۽ اسان نه موڪليو ڪنهن به ڳوٺ ۾

ف١٦٧ حضرت شعيب عليه السلام.

ف١٦٨ حاصل مقصد هيءُ آهي ته اسان توهان جو دين قبول نه ڪنداسون ۽ جيڪڏهن توهان اسان تي ظلم ڪيو، تڏهن به مجيندا سون، ڇوته.

ف١٦٩ ۽ توهان جي باطل دين جي برائي ۽ فساد جو علم ڏنو آهي.

ف١٧٠ ۽ ان کي هلاڪ ڪرڻ منظور هجي ۽ اهڙو ئي مقدر هجي.

ف١٧١ پنهنجن سمورن ڪمن ۾ اهوئي اسان کي ثابت رکندو ايمان تي ۽ اهوئي يقين رکڻ جي وڏيڪ توفيق ڏيندو.

ف١٧٢ زجاج چيو هن جي معنيٰ هيءَ ٿي سگهي ٿي ته يارب! اسان جي امر کي ظاهر فرماءِ. هن مان مُراد آهي ته انهن تي اهڙو عذاب نازل فرماءِ جنهن سان انهن جو باطل تي هجڻ ۽ حضرت شعيب عليه السلام ۽ سندن تابعدارن جو حق تي هجڻ ظاهر ٿئي.

ف١٧٣ حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما فرمايو ته الله تعاليٰ انَ قوم تي جهنم جو دروازو کوليو ۽ انهن تي دوزخ جي سخت گرمي موڪلي، جنهن ساهه بند ٿي ويا. هاڻي نه انهن کي ڇانو ڪم ڏيندو نه پاڻي. انهيءَ حالت ۾ اُهي تهخاني ۾ داخل ٿيا ته جيئن اتي انهن کي ڪجهه امن ملي، پر اتي به ٻاهران کان وڌيڪ گرمي هئي. اتان نڪري جهنگ جي طرف ڀڳا. الله تعاليٰ هڪ ڪڪر موڪليو جنهن ۾ نهايت ٿڌڙي ۽ خوشگوار هوا هئي. تنهن جي ڇانءِ ۾ آيا ۽ هڪ ٻئي کي سڏ ڏئي گڏ ڪري ورتو، مرد، عورتون، ٻار سڀ گڏ ٿي ويا ته اهو ڪڪر الله تعاليٰ جي حڪم سان باهه ٿي پٽڪيو ۽ اهي سمورا ان ۾ اهڙيءَ طرح سڙي ويا جيئن بٺي ۾ ڪا شيءِ پڄي ويندي آهي.

قتادة جو قول آهي ته الله تعاليٰ حضرت شعيب عليه السلام کي ايڪه وارن جي طرف مبعوث فرمايو هو ۽ مَدين وارن جي طرف به. ايڪه وارا ته ڪڪر سان هلاڪ ڪيا ويا باقي مَدين وارا زلزلي ۾ گرفتار ٿيا ۽ هڪ خطرناڪ آواز سان هلاڪ ٿي ويا.

ف١٧٤ جڏهن انهن تي عذاب آيو.

ف١٧٥ مگر توهان ڪنهن به طرح ايمان نه آندو.

مِّنْ نَّبِيٍّ اِلَّآ اَخَذْنَآ اَهْلَهَا بِالْبَاْسَآءِ وَالضَّرَّآءِ لَعَلَّهُمْ

ڪو نبي وڪ۱۷۶ مگر هي ته اتي جي ماڻهن کي سختيءَ ۽ تڪليف سان پڪڙڪيُ سين و۱۷۷ ته من اهي عاجزي

يَضَّرَّعُوْنَ ﴿۹۴﴾ ثُمَّ بَدَّلْنَا مَكَانَ السَّيِّئَةِ الْحَسَنَةَ حَتّٰى عَفَوْا وَّقَالُوْا

ڪن و۱۷۸ پوءِ اسان بُرائيءَ جي جاءِ تي ڀلائي ڪئي و۱۷۹ ايستائين جو اهي گهڻا ٿي ويا و۱۸۰ ۽ چيائون

قَدْ مَسَّ اٰبَآءَنَا الضَّرَّآءُ وَالسَّرَّآءُ فَاَخَذْنٰهُمْ بَغْتَةً وَّهُمْ لَا

بيشڪ اسان جي پيءُ ڏاڏن کي به تڪليفون ۽ خوشي پهتي هئي و۱۸۱ پوءِ اسان انهن کي اوچتو انهن جي غفلت

يَشْعُرُوْنَ ﴿۹۵﴾ وَلَوْ اَنَّ اَهْلَ الْقُرٰٓى اٰمَنُوْا وَاتَّقَوْا لَفَتَحْنَا عَلَيْهِمْ

۾ پڪڙيو. و۱۸۲ جيڪڏهن ڳوٺ وارا ايمان آڻين ها ۽ ڊڄن ها و۱۸۳ ته ضرور اسان انهن تي آسمان ۽ زمين

بَرَكٰتٍ مِّنَ السَّمَآءِ وَالْاَرْضِ وَلٰكِنْ كَذَّبُوْا فَاَخَذْنٰهُمْ بِمَا كَانُوْا

جون برڪتون کولي ڇڏيون ها و۱۸۴ مگر انهن ته ڪوڙو چيو و۱۸۵ پوءِ اسان انهن کي انهن جي ڪرتوتن تي (

يَكْسِبُوْنَ ﴿۹۶﴾ اَفَاَمِنَ اَهْلُ الْقُرٰٓى اَنْ يَّاْتِيَهُمْ بَاْسُنَا بَيَاتًا وَّهُمْ

گرفتار ڪيو. و۱۸۶ ڇا ڳوٺن وارا و۱۸۷ نٿا ڊڄن جو انهن تي اسان جو عذاب رات جو اچي جڏهن اهي

نَآئِمُوْنَ ﴿۹۷﴾ اَوَاَمِنَ اَهْلُ الْقُرٰٓى اَنْ يَّاْتِيَهُمْ بَاْسُنَا ضُحًى وَّهُمْ

ستل هجن. يا ڳوٺن وارا نٿا ڊڄن جو انهن تي اسان جو عذاب سج چڙهڻ وقت اچي جڏهن اهي راند روند ۾

يَلْعَبُوْنَ ﴿۹۸﴾ اَفَاَمِنُوْا مَكْرَ اللّٰهِ ۚ فَلَا يَاْمَنُ مَكْرَ اللّٰهِ اِلَّا الْقَوْمُ

هجن. و۱۸۸ ڇا الله جي مخفي تدبير کان بي خبر آهن و۱۸۹ الله جي مخفي تدبير کان بي خوف نه ٿيندا آهن

الْخٰسِرُوْنَ ﴿۹۹﴾ اَوَلَمْ يَهْدِ لِلَّذِيْنَ يَرِثُوْنَ الْاَرْضَ مِنْۢ بَعْدِ

مگر تباهي وارا. و۱۹۰ ۽ ڇا اهي جيڪي زمين جي مالڪن کان پوءِ انهيءَ جا وارث ٿيا انهن کي ايتري هدايت

اَهْلِهَآ اَنْ لَّوْ نَشَآءُ اَصَبْنٰهُمْ بِذُنُوْبِهِمْ ۚ وَنَطْبَعُ عَلٰى قُلُوْبِهِمْ

نه ملي جو اسان گهُرون ها ته انهن کي انهن جي گناهن تي مصيبت پهچايون و۱۹۱ ۽ اسان انهن جي دلين تي مُهر ٿا لڳايون

فَهُمْ لَا يَسْمَعُوْنَ ﴿۱۰۰﴾ تِلْكَ الْقُرٰى نَقُصُّ عَلَيْكَ مِنْ اَنْۢبَآئِهَا ۚ

جو اهي ڪجھ نٿا ٻڌن. و۱۹۲ اهي ڳوٺ آهن و۱۹۳ جن جو احوال اسان توکي ٻڌايون ٿا و۱۹۴

وَلَقَدْ جَآءَتْهُمْ رُسُلُهُمْ بِالْبَيِّنٰتِ ۚ فَمَا كَانُوْا لِيُؤْمِنُوْا بِمَا كَذَّبُوْا

۽ بيشڪ انهن وٽ انهن جا رسول روشن دليل و۱۹۵ وٺي آيا پوءِ به اهي ان تي ايمان آڻڻ و۱۹۶ جي قابل نه ٿيا جنهن کي اڳي

منزل ۲

و۱۷۶ جنهن کي سندس قوم ڪوڙو ڪيو هجي.

و۱۷۷ فقيري، تنگدستي، مرض ۽ بيماريءَ ۾ گرفتار ڪيوسين.

و۱۷۸ تڪبر ڇڏين، توبه ڪن ۽ الله تعالىٰ جي حڪم جا تابع ٿين.

و۱۷۹ جو سختي ۽ تڪليف کان پوءِ راحت ۽ آرام پهچڻ ۽ بدني ۽ مالي نعمتون ملڻ، تابعداري ۽ شڪرگذاريءَ جي گهُر ڪندڙ آهي.

و۱۸۰ اُنهن جو تعداد به وڌيڪ ٿيو ۽ سندن مال به وڌي ويو.

و۱۸۱ يعني زماني جو دستور ئي اهو آهي. ڪڏهن تڪليف ٿيندي آهي ته ڪڏهن راحت. اسان جي ابن ڏاڏن تي به اهڙا مرحلا گذري چُڪا آهن. ان مان سندن دعوىٰ هئي ته اڳيون زمانو جيڪو سختين ۾ گذريو آهي، سو الله تعالىٰ جي طرفان ڪجھ سزا ۽ عقوبت نه هو ته پوءِ پنهنجو دين ڇڏڻ نه گهرجي، انهن ماڻهن نه سختي ۽ تڪليف مان ڪا نصيحت حاصل ڪئي، نه راحت ۽ آرام مان انهن ۾ ڪو شڪر ۽ عبادت جو جذبو پيدا ٿيو. بلڪ اهي نقط غفلت ۾ ئي مست رهيا.

و۱۸۲ جڏهن ته انهن کي عذاب جو ڪو خيال به نه هو. انهن واقعن مان عبرت حاصل ڪرڻ گهرجي ۽ پاڻ کي گناهه ۽ سرڪشي ڇڏي پنهنجي حقيقي مالڪ جي رضا حاصل ڪرڻ گهرجي.

و۱۸۳ ۽ خدا ۽ رسول مقبول محبوب جي تابعداري اختيار ڪن ها ۽ جنهن شيءِ کان الله تعالىٰ ۽ رسول سائين منع فرمايو، ان کان پري رهن ها.

ع ۱۲ / ۲

و۱۸۴ هر طرف کان انهن کي چڱائي پهچي ها، وقت تي نفعي بخش ۽ مُفيد برساتون وسن ها، زمين مان پوک ۽ ميوا ڪثرت سان پيدا ٿين ها، رزق ۾ ڪشادگي ٿئي ها، امن ۽ سلامتي رهي ها، آفتن کان محفوظ رهن ها.

و۱۸۵ الله تعالىٰ جي رسولن کي.

و۱۸۶ ۽ عذاب جي مختلف قسمن ۾ مبتلا ڪيوسين.

و۱۸۷ ڪافر، اهي ترتيب مڪي شريف جا رهاڪو هجن يا آس پاس جا يا ڪٿان جا.

و۱۸۸ ۽ عذاب جي اچڻ کان غافل هجن.

و۱۸۹ ۽ اُن جي ڍر ڏيڻ ۽ دنيوي نعمت ڏيڻ تي اهي مغرور ٿي ان جي عذاب کان بي فڪر ٿي ويا آهن.

و۱۹۰ ۽ سندس مخلص ٻانها سندس خوف رکن ٿا. ربيع بن خثيم جي ڌيءُ ان کي چيو ته ڪهڙو سبب آهي جو مان ڏسان ٿي ته سڀ ماڻهو سمهن ٿا ۽ توهان نٿا سمهو. فرمايائين اي نورِ نظر! تنهنجو پيءُ رات جو سمهڻ کان ڊڄندو آهي يعني هي ته غافل ٿي سمهي پوڻ عذاب جو سبب نه ٿي پوي. و۱۹۱ جيئن ته اسان انهن جي مورثن کي سندن نافرماني جي سبب هلاڪ ڪيو. و۱۹۲ ۽ ڪا پند ۽ نصيحت نه ٿا مڃن. و۱۹۳ حضرت نوح جي قوم، عاد ۽ ثمود جي قوم ۽ حضرت لوط جي قوم ۽ حضرت شعيب جي قوم جا. و۱۹۴ ته جيئن معلوم ٿئي ته اسان پنهنجن رسولن جي ۽ انهن جي مٿان ايمان آڻڻ وارن جي پنهنجن دشمنن يعني ڪافرن جي مقابلي ۾ مدد ڪندا رهون ٿا.

و۱۹۵ يعني چٽا معجزا. و۱۹۶ مرڻ جي وقت تائين.

مِنْ قَبْلُ كَذٰلِكَ يَطْبَعُ اللّٰهُ عَلٰى قُلُوْبِ الْكٰفِرِيْنَ ﴿١٠١﴾ وَمَا وَجَدْنَا

کوڙ وجيءَ چُڪا هُئا ف١٩٧ اهڙيءَ طرح الله ٺپو هڻي ڇڏيندو ڪافرن جي دلين تي. ف١٩٨ ۽ انهن ۾ گهڻن کي

لِاَكْثَرِهِمْ مِّنْ عَهْدٍ ۚ وَاِنْ وَّجَدْنَآ اَكْثَرَهُمْ لَفٰسِقِيْنَ ﴿١٠٢﴾ ثُمَّ بَعَثْنَا

اسان قول جو سچو نه ڏٺو ف١٩٩ ۽ بيشڪ ضرور انهن جي گهڻن کي نافرمان ئي ڏٺو . پوءِ

مِنْۢ بَعْدِهِمْ مُّوْسٰى بِاٰيٰتِنَآ اِلٰى فِرْعَوْنَ وَمَلَا۟ئِهٖ فَظَلَمُوْا

انهن جي ف٢٠٠ پٺيان اسان موسىٰ کي پنهنجن نشانين ف٢٠١ سان فرعون ۽ ان جي درٻارين جي طرف موڪليو ، پوءِ

بِهَا ۚ فَانْظُرْ كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الْمُفْسِدِيْنَ ﴿١٠٣﴾ وَقَالَ مُوْسٰى

انهن نشانين تي ٻه زيادتي ڪئي ف٢٠٢ پوءِ ڏس ڪهڙو انجام ٿيو فسادين جو. ۽ موسىٰ چيو اي فرعون

يٰفِرْعَوْنُ اِنِّيْ رَسُوْلٌ مِّنْ رَّبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿١٠٤﴾ حَقِيْقٌ عَلٰٓى اَنْ لَّآ

بيشڪ مان ڪائنات جي رب جو رسول آهيان . مون کي لائق آهي جو الله تي نه

اَقُوْلَ عَلَى اللّٰهِ اِلَّا الْحَقَّ ؕ قَدْ جِئْتُكُمْ بِبَيِّنَةٍ مِّنْ رَّبِّكُمْ

چوان مگر سچي ڳالهه ف٢٠٣ مان توهان سمورن وٽ توهان جي رب جي طرفان نشاني وٺي آيو آهيان ف٢٠٤ پوءِ بني اسرائيل

فَاَرْسِلْ مَعِيَ بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ ؕ ﴿١٠٥﴾ قَالَ اِنْ كُنْتَ جِئْتَ بِاٰيَةٍ

کي مون سان گڏ ڇڏي ڏي. ف٢٠٥ چيائين جيڪڏهن ڪا نشاني وٺي آيو آهين ته پيش ڪر جيڪڏهن

فَاْتِ بِهَآ اِنْ كُنْتَ مِنَ الصّٰدِقِيْنَ ﴿١٠٦﴾ فَاَلْقٰى عَصَاهُ فَاِذَا

سچو آهين . پوءِ موسىٰ پنهنجي لٺ اڇلائي ته اها هڪ ظاهر بلا ٿي ويئي. ف٢٠٦

هِيَ ثُعْبَانٌ مُّبِيْنٌ ﴿١٠٧﴾ وَّنَزَعَ يَدَهٗ فَاِذَا هِيَ بَيْضَآءُ لِلنّٰظِرِيْنَ ﴿١٠٨﴾

۽ پنهنجو هٿ گريبان ۾ وجهي ڪڍيائين ته اهو ڏسندڙن جي سامهون چمڪڻ لڳو ف٢٠٧ فرعون جي قوم جي سردار

قَالَ الْمَلَاُ مِنْ قَوْمِ فِرْعَوْنَ اِنَّ هٰذَا لَسٰحِرٌ عَلِيْمٌ ﴿١٠٩﴾ يُّرِيْدُ اَنْ

چيو هيءُ ته هڪ علم وارو جادوگر آهي ف٢٠٨ توهان کي توهان جي ملڪ ف٢٠٩ مان ڪيڻ چاهي

يُّخْرِجَكُمْ مِّنْ اَرْضِكُمْ ۚ فَمَاذَا تَاْمُرُوْنَ ﴿١١٠﴾ قَالُوْٓا اَرْجِهْ وَاَخَاهُ وَ

ٿو ، پوءِ توهان جو ڇا مشورو آهي ، چيائون ته ان کي ۽ سندس ڀاءُ ف٢١٠ کي ترسائو . ۽ شهرن ۾

اَرْسِلْ فِى الْمَدَآئِنِ حٰشِرِيْنَ ﴿١١١﴾ يَاْتُوْكَ بِكُلِّ سٰحِرٍ عَلِيْمٍ ﴿١١٢﴾ وَجَآءَ

ماڻهن کي ڪٺا ڪندڙ موڪل . جو تو وٽ وٺي اچن هر علم واري جادوگر کي. ف٢١١ ۽ جادوگر فرعون وٽ آيا

منزل ٢

ف١٩٧ پنهنجي ڪفر ۽ تڪذيب تي ڄميا پيا رهيا .

ف١٩٨ جن جي نسبت سندس علم ۾ آهي ته ڪفر تي قائم رهندا ۽ ڪڏهن به ايمان نه آڻيندا .

ف١٩٩ الله جا وعدا انهن پورا نه ڪيا . جڏهن انهن تي ڪا مصيبت ايندي هئي ته عهد ڪندا هئا ته يارب! جيڪڏهن تون اسان کي ان کان ڇوٽڪارو ڏيندين ته اسان ضرور ايمان آڻينداسون . پوءِ جڏهن ڇوٽڪارو لهندا هئا ته وعدي کان ڦري ويندا هئا (مدارڪ) .

ف٢٠٠ ذڪر ڪيل نبين سڀني .

ف٢٠١ يعني واضح معجزا . مثال يد بيضا (روشن هٿ) ۽ عصا (لٺ) وغيره .

ف٢٠٢ انهن کي ڪوڙو چيو ۽ ڪفر ڪيو .

ف٢٠٣ ڇو ته رسول جو اهو ئي شان آهي . اهو ڪڏهن غلط ڳالهه نه ٿو چوي ۽ رسالت جي تبليغ ۾ سندس ڪوڙ ممڪن ئي نه آهي .

ف٢٠٤ جنهن سان منهنجي رسالت ثابت آهي ۽

ف٢٠٥ ۽ پنهنجي قيد مان آزاد ڪري ڇڏ ته جيئن اهي مون سان گڏ پاڪ زمين ڏانهن هلن ، جيڪا انهن جو وطن آهي .

ف٢٠٦ حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته جڏهن حضرت موسىٰ عليه السلام عصا اڇلي ته اها هڪ وڏي بلا بڻجي وئي ڦڪي رنگ جي وات کولي زمين کان هڪ ميل مٿي پنهنجي پڇ تي بيهي ويئي ۽ هڪ ڏاڍ زمين تي رکي ۽ هڪ شاهي محلات جي ڇت تي ، پوءِ وري ان فرعون ڏانهن رُخ ڪيو ته فرعون پنهنجي تخت کان لهي ڀڄي پيو ۽ خوف کان سندس پويان هوا نڪري ويئي ۽ ماڻهن ڏانهن رُخ ڪيائين ، اهڙيءَ طرح خوف کان ماڻهن ۾ به اهڙي ڀاڄ پيئي جو هزارين ماڻهو هڪ ٻئي ۾ ٽڪرجي مري ويا . فرعون گهر ۾ وڃي رڙيون ڪرڻ لڳو ، چوڻ لڳو اي موسىٰ ! توکي ان جو قسم ، جنهن توکي رسول بنايو ، انهيءَ بلا کي پڪڙ ته مان توتي ايمان آڻيان ٿو ۽ تو سان گڏ بني اسرائيلن کي موڪلي ڏيان ٿو . حضرت موسىٰ عليه السلام ان کي مٿي کنيو ته اها اڳ جي وانگر لٺ جي مثل هئي .

ف٢٠٧ ۽ ان جي روشني ۽ چمڪ سج جي روشنيءَ تي غالب ٿي وئي . ٢٠٨ جنهن جادو سان نظربندي ڪئي ۽ ماڻهن کي لٺ ، بلا نظر اچڻ لڳي ۽ ڪڻڪ رنگو هٿ سج کان وڌيڪ روشن معلوم ٿيڻ لڳو . ف٢٠٩ مصر . ف٢١٠ حضرت هارون عليه السلام . ف٢١١ جيڪو جادو ۾ ماهر هجي سڀني کان وڌ ، اهڙيءَ طرح ماڻهو روانا ٿيا ۽ ڳوٺن ۽ شهرن ۾ ڳولا ڪري جادوگرن کي وٺي آيا .

السَّحَرَةُ فِرْعَوْنَ قَالُوْٓا اِنَّ لَنَا لَاَجْرًا اِنْ كُنَّا نَحْنُ الْغٰلِبِيْنَ ﴿١١٣﴾

چيائون اسان کي ڪجهه انعام ملندو، جيڪڏهن اسان غالب اچون. چيائين هائو

قَالَ نَعَمْ وَاِنَّكُمْ لَمِنَ الْمُقَرَّبِيْنَ ﴿١١٤﴾ قَالُوْا يٰمُوْسٰٓى اِمَّآ اَنْ تُلْقِيَ

۽ ان وقت توهان مقرب ٿي ويندؤ. چيائون اي موسىٰ يا وا٢١٢ ته تون ڦٽي ڪر يا اسان

وَاِمَّآ اَنْ نَّكُوْنَ نَحْنُ الْمُلْقِيْنَ ﴿١١٥﴾ قَالَ اَلْقُوْا ۚ فَلَمَّآ اَلْقَوْا سَحَرُوْٓا

هجئون سٽيندڙ. وا٢١٣ چيائين توهان سٽيو وا٢١٤ جڏهن انهن سٽيو وا٢١٥ ته ماڻهن جي اکين تي

اَعْيُنَ النَّاسِ وَاسْتَرْهَبُوْهُمْ وَجَآءُوْ بِسِحْرٍ عَظِيْمٍ ﴿١١٦﴾ وَاَوْحَيْنَآ اِلٰى

جادو ڪري ڇڏيائون ۽ انهن کي ڊيڄاريائون ۽ جادو جو وڏو مظاهرو ڪيائون. ۽ اسان موسىٰ ڏانهن وحي

مُوْسٰٓى اَنْ اَلْقِ عَصَاكَ ۚ فَاِذَا هِيَ تَلْقَفُ مَا يَاْفِكُوْنَ ﴿١١٧﴾ فَوَقَعَ

فرمايوسون ته پنهنجي لٺ ڦٽي ڪر، پوءِ اوچتو اها انهن جي بناوتن کي ڳيهڻ لڳي وا٢١٦ پوءِ حق

الْحَقُّ وَبَطَلَ مَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿١١٨﴾ فَغُلِبُوْا هُنَالِكَ وَانْقَلَبُوْا

واقع ٿيو ۽ انهن جا ڪم باطل ٿي ويا. پوءِ اُتي اُهي مغلوب ٿيا ۽ ذليل ٿي

صٰغِرِيْنَ ﴿١١٩﴾ وَاُلْقِيَ السَّحَرَةُ سٰجِدِيْنَ ﴿١٢٠﴾ قَالُوْٓا اٰمَنَّا بِرَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿١٢١﴾

موٽيا. ۽ جادوگر سجدي ۾ ڪري پيا وا٢١٧ چيائون اسان ايمان آندو جهان جي رب تي.

رَبِّ مُوْسٰى وَهٰرُوْنَ ﴿١٢٢﴾ قَالَ فِرْعَوْنُ اٰمَنْتُمْ بِهٖ قَبْلَ اَنْ اٰذَنَ

جيڪو رب آهي موسىٰ ۽ هارون جو. فرعون چيو توهان اُن تي ايمان آندو هن کان اڳي جو

لَكُمْ ۚ اِنَّ هٰذَا لَمَكْرٌ مَّكَرْتُمُوْهُ فِي الْمَدِيْنَةِ لِتُخْرِجُوْا مِنْهَآ

مان توهان کي اجازت ڏيان، بيشڪ هيءَ ته وڏي ٺڳي آهي جيڪا توهان سڀني وا٢١٨ شهر ۾ ڪئي آهي جو شهر وارن کي

اَهْلَهَا ۚ فَسَوْفَ تَعْلَمُوْنَ ﴿١٢٣﴾ لَاُقَطِّعَنَّ اَيْدِيَكُمْ وَاَرْجُلَكُمْ

ان مان ڪڍي ڇڏيو وا٢١٩ پوءِ اجهو توهان کي خبر پوي ٿي وا٢٢٠ قسم آهي جو مان توهان جا هڪڙي طرف جا هٿ ۽ ٻئي

مِّنْ خِلَافٍ ثُمَّ لَاُصَلِّبَنَّكُمْ اَجْمَعِيْنَ ﴿١٢٤﴾ قَالُوْٓا اِنَّآ اِلٰى رَبِّنَا

طرف جا پير ڪپيندس پوءِ توهان سڀني کي سوليءَ تي چاڙهيندس. وا٢٢١ چيائون اسان پنهنجي رب ڏانهن موٽڻ

مُنْقَلِبُوْنَ ﴿١٢٥﴾ وَمَا تَنْقِمُ مِنَّآ اِلَّآ اَنْ اٰمَنَّا بِاٰيٰتِ رَبِّنَا لَمَّا جَآءَتْنَا ۭ

وارا آهيون. وا٢٢٢ ۽ توکي اسان جو ڇا برو لڳو اهو ئي نه جو اسان پنهنجي رب جي نشانين تي ايمان آندو

وا٢١٢ پهريائين پنهنجي لٺ.

وا٢١٣ جادوگرن حضرت موسىٰ عليه السلام جو هي ادب ڪيو ته ڪيس مقدم ڪيائون ۽ سندس اجازت کان سواءِ پنهنجي عمل ۾ مشغول نه ٿيا. ان ادب جي عيوض انهن کي الله تعاليٰ ايمان ۽ هدايت سان مشرف ڪيو.

وا٢١٤ حضرت موسىٰ عليه السلام جو اهو فرمائڻ هن لاءِ هو ته پاڻ انهن جي ڪجهه پرواهه نه ڪندو هو ۽ ڪامل اعتماد رکندو هو ته سندس معجزي جي سامهون جادو ناڪام ۽ مغلوب ٿيندو.

وا٢١٥ پنهنجو سامان جنهن ۾ وڏا وڏا رسا ۽ شهتير هئا جيڪي بلائون نظر اچڻ لڳا ۽ انهن سان ميدان پريل معلوم ٿيڻ لڳو.

وا٢١٦ جڏهن حضرت موسىٰ عليه السلام پنهنجي لٺ اڇلائي ته اها هڪ وڏي بلا بڻجي وئي. ابن زيد جو قول آهي ته اهو اجتماع اسڪندريه ۾ ٿيو هو ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام جي بلا جو پڇ سمنڊ کان پار پهچي ويو هو. اها جادوگرن جي جادو وارين بلائن کي هڪ هڪ ڪري ڳيهڻ لڳي ۽ سمورا رسا ۽ شهتير (جيڪي انهن گڏ ڪيا هئا، جيڪي ٽن سون اُٺن جو بار هئا) جو خاتمو ڪري ڇڏيائين. جڏهن حضرت موسىٰ عليه السلام ان کي هٿ مبارڪ ۾ ورتو ته اها اڳي وانگر لٺ ٿي وئي ۽ ان جي ماپ ۽ وزن پنهنجي حال تي رهيو.

اهو ڏسي جادوگرن سمجهيو ته حضرت موسىٰ عليه السلام جي لٺ جادو نه آهي ۽ بشري طاقت اهڙو ڪرشمو نٿي ڏيکاري سگهي. اهو ضرور آسماني امر آهي. اها ڳالهه سمجهي اهي اٰمَنَّا بِرَبِّ الْعَالَمِيْنَ چوندي سجدي ۾ ڪري پيا.

وا٢١٧ يعني اهو معجزو ڏسي مٿن اهڙو اثر ٿيو جو اهي بي اختيار سجدي ۾ ڪري پيا. معلوم ٿئي پيو ته ڪنهن سندن پيشانيون وٺي ڪري زمين سان ملايون.

وا٢١٨ يعني توهان ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام سڀني متفق ٿي ڪري.

وا٢١٩ ۽ پاڻ ان تي مسلط ٿي وڃو.

وا٢٢٠ ته مان توهان سان ڪهڙي طرح پيش اچان ٿو.



وا٢٢١ نيل درياءَ جي ڪناري. حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما فرمايو ته دنيا ۾ پهرين سولي ڏيندڙ ۽ پهريون هٿ پير ڪپيندڙ فرعون آهي فرعون جي انهيءَ گفتگو تي جادوگرن هي جواب ڏنو، جيڪو ايندڙ آيت ۾ مذڪور آهي.

وا٢٢٢ پوءِ اسان کي موت جو ڪهڙو غم آهي جو ته مرڻ سان اسان کي پنهنجي رب جو ديدار ۽ ان جي رحمت نصيب ٿيندي ۽ جڏهن سڀني کي ان جي طرف موٽڻو آهي ته پوءِ اهو پاڻ ئي اسان جي ۽ تنهنجي وچ ۾ فيصلو فرمائي ڇڏيندو.

رَبَّنَآ اَفۡرِغۡ عَلَيۡنَا صَبۡرًا وَّتَوَفَّنَا مُسۡلِمِيۡنَ ﴿۱۲۶﴾ وَقَالَ الۡمَلَاُ مِنۡ

جڏهن اهي اسان وٽ آيون. اي اسان جا رب! اسان تي صبر پلٽ ف۲۲۳ ۽ اسان کي مسلمان ڪري اُٿار ف۲۲۴ ۽ فرعون جي قوم

قَوۡمِ فِرۡعَوۡنَ اَتَذَرُ مُوۡسٰى وَقَوۡمَهٗ لِيُفۡسِدُوۡا فِى الۡاَرۡضِ وَ

جي سردارن چيو ڇا تون موسىٰ ۽ ان جي قوم کي ان لاءِ ڇڏين ٿو ته اهي زمين ۾ فساد ڦهلائن ف۲۲۵ ۽

يَذَرَكَ وَاٰلِهَتَكَ ؕ قَالَ سَنُقَتِّلُ اَبۡنَآءَهُمۡ وَنَسۡتَحۡىٖ نِسَآءَهُمۡ ۚ وَ

موسىٰ توکي ۽ تنهنجي ناهيل معبودن کي ڇڏي ڏي ف۲۲۶ چيائين هاڻي اسان انهن جي پٽن کي قتل ڪنداسين ۽ انهن جي ڌيئرن کي

اِنَّا فَوۡقَهُمۡ قٰهِرُوۡنَ ﴿۱۲۷﴾ قَالَ مُوۡسٰى لِقَوۡمِهِ اسۡتَعِيۡنُوۡا بِاللّٰهِ وَ

زنده ڇڏينداسين، بيشڪ اسان انهن تي غالب آهيون ف۲۲۷ موسىٰ پنهنجي قوم کي فرمايو ته الله جي مدد وٺو ف۲۲۸ ۽

اصۡبِرُوۡا ۚ اِنَّ الۡاَرۡضَ لِلّٰهِ ۙ يُوۡرِثُهَا مَنۡ يَّشَآءُ مِنۡ عِبَادِهٖ ؕ وَ

صبر ڪريو ف۲۲۹ بيشڪ زمين جو مالڪ الله آهي ف۲۳۰ پنهنجي ٻانهن مان جنهن کي وڻيس وارث بنائي ف۲۳۱ ۽

الۡعَاقِبَةُ لِلۡمُتَّقِيۡنَ ﴿۱۲۸﴾ قَالُوۡۤا اُوۡذِيۡنَا مِنۡ قَبۡلِ اَنۡ تَاۡتِيَنَا وَمِنۡۢ

۽ آخر ميدان پرهيزگارن جي هٿ آهي ف۲۳۲ چيائون اسان کي تڪليفون ڏنيون ويون تنهنجي اچڻ کان اڳ ف۲۳۳ ۽ تنهنجي

بَعۡدِ مَا جِئۡتَنَا ؕ قَالَ عَسٰى رَبُّكُمۡ اَنۡ يُّهۡلِكَ عَدُوَّكُمۡ

تشريف وٺي اچڻ کان پوءِ به ف۲۳۴ چيائين قريب آهي جو توهان جو رب توهان جي دشمن کي هلاڪ ڪري

وَيَسۡتَخۡلِفَكُمۡ فِى الۡاَرۡضِ فَيَنۡظُرَ كَيۡفَ تَعۡمَلُوۡنَ ﴿۱۲۹﴾ وَلَقَدۡ

۽ ان جي جاءِ تي زمين جو مالڪ توهان کي بڻائي ۽ پوءِ ڏسي ته توهان ڪهڙا ڪم ٿا ڪريو ف۲۳۵ بيشڪ

اَخَذۡنَاۤ اٰلَ فِرۡعَوۡنَ بِالسِّنِيۡنَ وَنَقۡصٍ مِّنَ الثَّمَرٰتِ لَعَلَّهُمۡ

اسان فرعون وارن کي سالن جي ڏُڪر ۽ ميون جي گهٽائڻ سان پڪڙي ورتو ف۲۳۶ ته من اهي نصيحت

يَذَّكَّرُوۡنَ ﴿۱۳۰﴾ فَاِذَا جَآءَتۡهُمُ الۡحَسَنَةُ قَالُوۡا لَنَا هٰذِهٖ ۚ وَاِنۡ

پرائين. ف۲۳۷ پوءِ جڏهن انهن کي ڀلائي ملي ٿي ف۲۳۸ چون ٿا هي اسان جي واسطي آهي ف۲۳۹ ۽ جيڪڏهن

تُصِبۡهُمۡ سَيِّئَةٌ يَّطَّيَّرُوۡا بِمُوۡسٰى وَمَنۡ مَّعَهٗ ؕ اَلَاۤ اِنَّمَا طٰٓئِرُهُمۡ

انهن کي تڪليف پهچي ته موسىٰ ۽ ان جي ساٿين سان بدفال وٺن ٿا ف۲۴۰ ٻڌو انهن جي حصي جي شامت ته

عِنۡدَ اللّٰهِ وَلٰـكِنَّ اَكۡثَرَهُمۡ لَا يَعۡلَمُوۡنَ ﴿۱۳۱﴾ وَقَالُوۡا مَهۡمَا تَاۡتِنَا

الله وٽ آهي ف۲۴۱ پر انهن جي گهڻن کي خبر نه آهي. ۽ چوڻ لڳا تون ڪهڙي به نشاني وٺي ڪري اسان وٽ

منزل ۲

ف۲۲۳ يعني اسان کي ڪامل صبر عطا فرماءِ ۽ ان ڪثرت سان عطا فرماءِ جيئن پاڻي ڪنهن تي پرتيو ويندو آهي.

ف۲۲۴ حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته اهي ماڻهو ڏينهن جي پهرئين وقت ۾ جادوگر هئا ۽ ساڳي ڏينهن جي پوئين وقت ۾ شهيد.

ف۲۲۵ يعني مصر ۾ تنهنجي مخالفت ڪن ۽ اتان جي رهاڪن جو دين تبديل ڪن ۽ هي انهن هن لاءِ چيو هو ته جادوگرن سان گڏ ڇهن لکن ماڻهن ايمان آندو هو (مدارڪ).

ف۲۲۶ نه تنهنجي عبادت ڪري، نه تنهنجي مقرر ڪيل معبودن جي. سدي جو قول آهي ته فرعون پنهنجي قوم جي لاءِ بُت ٺهرايا هئا ۽ انهن جي عبادت ڪرڻ جو حڪم ڏيندو هو ۽ چوندو هو ته مان توهان جو به رب آهيان ۽ انهن بُتن جو به. ڪن مفسرن فرمايو ته فرعون دهريو هو يعني جهان جي ڪاريگر جي وجود جو انڪاري. ان جو خيال هو ته عالم سفلىٰ جا تدبير ڪندڙ ستارا آهن. انهيءَ ڪري ان ستارن جي صورتن تي بُت ٺهرايا هئا. تن جي پاڻ به عبادت ڪندو هو ۽ ٻين کي به انهن جي عبادت ڪرڻ جو حڪم ڏيندو هو ۽ پنهنجو پاڻ کي مطاع ۽ زمين جو مخدوم چوندو هو. انهيءَ ڪري اَنَا رَبُّكُمُ الۡاَعۡلٰى چوندو هو. ف۲۲۷ فرعون جي قوم جي سردارن فرعون کي جيڪو هيءُ چيو هو ته ڇا تون موسىٰ ۽ سندس قوم کي هن لاءِ ڇڏين ٿو ته اهي زمين ۾ فساد پکيڙن؟ تنهن مان انهن جو مطلب فرعون کي حضرت موسىٰ عليه السلام ۽ سندس قوم جي قتل ڪرڻ تي اُڀارڻ هو. جڏهن انهن ائين ڪيو ته ڏهن حضرت موسىٰ عليه السلام انهن کي عذاب جي نازل ٿيڻ جو خوف ڏياريو ۽ فرعون پنهنجي قوم جي خواهش تي قدرت نه رکندو هو ڇو ته اهو حضرت موسىٰ عليه السلام جي معجزي جي قوت کان مرعوب ٿي چڪو هو. تنهن ڪري ان پنهنجي قوم کي چيو ته اسان بني اسرائيلن جي ڇوڪرن کي قتل ڪنداسون ۽ ڇوڪرين کي ڇڏي ڏينداسون. انهيءَ مان انهن جو مطلب هي هو ته هن طرح حضرت موسىٰ عليه السلام جي قوم جو تعداد گهٽائي، انهن جي طاقت ڪمزور ڪنداسون ۽ عوام ۾ پنهنجي اعتبار ۽ ساک باقي رکڻ جي واسطي هيءُ به چيئي ڏنو ته بيشڪ اسان انهن تي غالب آيا آهيون، پر فرعون جي هن قول مان: ته اسان بني اسرائيلن جي ڇوڪرن کي قتل ڪنداسون، بني اسرائيلن ۾ ڪجهه پريشاني پيدا ٿي پئي ۽ انهن حضرت موسىٰ عليه السلام کي ان جي شڪايت ڪئي: حضرت موسىٰ عليه السلام ان جي جواب ۾ هي فرمايو (جيڪو ان کان پوءِ اچي ٿو). ف۲۲۸ اهو ڪافي آهي. ف۲۲۹ مصيبتن ۽ سختين تي نه گهبرايو. ف۲۳۰ ۽ مصر جي زمين به ان ۾ داخل آهي. ف۲۳۱ اهو فرمائي حضرت موسىٰ عليه السلام، بني اسرائيلن کي اميد ڏياري ته فرعون ۽ سندس قوم هلاڪ ٿيندي ۽ بني اسرائيل انهن جي زمينن ۽ شهرن جا مالڪ ٿيندا. ف۲۳۲ انهن جي لاءِ فتح ۽ ڪاميابي آهي ۽ انهن جي واسطي پسنديده پڇاڙي. ف۲۳۳ جو فرعون ۽ فرعونين قسمين قسمين مصيبتن ۾ مبتلا ڪري رکيو هو ۽ ڇوڪرن کي تمام گهڻو قتل ڪيو هو. ف۲۳۴ ڏهاڙي ورڻي اهو اسان جي اولاد جي قتل جو اراده رکي ٿو. پوءِ اسان جي مدد ڪڏهن ٿيندي ۽ اهي مصيبتون ڪڏهن دفع ڪيون وينديون. ف۲۳۵ ۽ ڪهڙي طرح نعمت، جو شڪر بجا آڻيو ٿا. ف۲۳۶ ۽ سچائي ۽ ڏُڪ جي مصيبت ۾ گرفتار ڪيوسين. ف۲۳۷ ۽ ڪفر ۽ نافرماني کان باز اچن. فرعون پنهنجي چار سؤ سالن جي عمر مان ٽي سؤ ويه سال ته ان آرام سان گذاريا هئا جو ان مُدت ۾ ڪڏهن درد يا بخار يا بُک ۾ مبتلا ئي نه ٿيو هو. پوءِ انهن تي ڏُڪر ۽ سختي هن لاءِ وڌي ويئي ته جيئن اهي ان سختي کان خدا کي ياد ڪن ۽ ان جي طرف متوجه ٿين، پر اهي ڪفر ۾ ايتري قدر ته پڪا ٿي ويا هئا جو انهن تڪليفن سان به سندن سرڪشي وڌندي رهي. ف۲۳۸ سستائپ، ڪشادگي امن ۽ عافيت ٿيندي هئي. ف۲۳۹ يعني اسان ان جا حقدار آهيون ۽ ان کي الله جو فضل نه ڄاڻندا هئا ۽ نه الله تعالىٰ جو شڪر بجا آڻيندا هئا. ف۲۴۰ ۽ چوندا هئا ته اهي مصيبتون ان جي ڪري پهتيون، جيڪڏهن اهو نه هجي ها ته اهي مصيبتون نه اچن ها. ف۲۴۱ جيڪو ان مقدر ڪيو آهي، سو ئي پهچي ٿو ۽ اهو سندن ڪفر جي سبب آهي. ڪي مفسر فرمائن ٿا ته معنيٰ هيءُ آهي ته وڏي شامت ته اها آهي جيڪا انهن جي لاءِ الله تعالىٰ وٽان آهي يعني دوزخ جو عذاب.

بِهٖ مِنْ اٰيَةٍ لِّتَسْحَرَنَا بِهَا ۙ فَمَا نَحْنُ لَكَ بِمُؤْمِنِيْنَ ﴿۱۳۲﴾

اچين جو اسان تي ان سان جادو ڪرين اسان ڪنهن به طرح ان تي ايمان آڻڻ وارا نه آهيون. ف۲۴۲

فَاَرْسَلْنَا عَلَيْهِمُ الطُّوْفَانَ وَالْجَرَادَ وَالْقُمَّلَ وَالضَّفَادِعَ وَ

پوءِ اسان انهن تي موڪليو ف۲۴۳ طوفان ۽ مڪڙ ۽ سُرو (يا چيچڙ يا جونءِ) ۽ ڏيڏر ۽ ڏيٺ

الدَّمَ اٰيٰتٍ مُّفَصَّلٰتٍ ۫ فَاسْتَكْبَرُوْا وَكَانُوْا قَوْمًا مُّجْرِمِيْنَ ﴿۱۳۳﴾ وَ

۽ رت جدا جدا نشانيون ف۲۴۴ پوءِ انهن وڏائي ڪئي ف۲۴۵ ۽ اها مجرم قوم هئي.

لَمَّا وَقَعَ عَلَيْهِمُ الرِّجْزُ قَالُوْا يٰمُوْسَى ادْعُ لَنَا رَبَّكَ بِمَا عَهِدَ

۽ جڏهن انهن تي عذاب واقع پيئي ٿيو، چوڻ لڳا اي موسىٰ اسان جي واسطي پنهنجي رب کان دعا گهر ان عهد

عِنْدَكَ ۚ لَئِنْ كَشَفْتَ عَنَّا الرِّجْزَ لَنُؤْمِنَنَّ لَكَ وَلَنُرْسِلَنَّ

جي سبب جو ان جو توو ٽ آهي. ف۲۴۶ بيشڪ جيڪڏهن تون اسان کان عذاب ٽاريندين ته اسان ضرور توتي ايمان آڻينداسين

مَعَكَ بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ ﴿۱۳۴﴾ فَلَمَّا كَشَفْنَا عَنْهُمُ الرِّجْزَ اِلٰى

۽ بني اسرائيل کي توسان موڪلي ڏينداسين. پوءِ جڏهن اسان انهن کان عذاب ٽاري ڇڏيو هڪ مدت

اَجَلٍ هُمْ بٰلِغُوْهُ اِذَا هُمْ يَنْكُثُوْنَ ﴿۱۳۵﴾ فَانْتَقَمْنَا مِنْهُمْ فَاَغْرَقْنٰهُمْ

جي واسطي جنهن تائين هنن کي پهچڻو آهي ته ڏهن اهي ڦري ويا. پوءِ اسان انهن کان بدلو ورتو پوءِ انهن کي درياء ۾

فِى الْيَمِّ بِاَنَّهُمْ كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا وَكَانُوْا عَنْهَا غٰفِلِيْنَ ﴿۱۳۶﴾

ٻوڙي ڇڏيوسين ف۲۴۷ هن ڪري جو اسان جون آيتون ڪوڙيون سمجهندا هئا ۽ انهن کان غافل هئا. ف۲۴۸

وَاَوْرَثْنَا الْقَوْمَ الَّذِيْنَ كَانُوْا يُسْتَضْعَفُوْنَ مَشَارِقَ الْاَرْضِ

۽ اسان وارث بنايو ان قوم کي ف۲۴۹ جنهن کي ڪمزور رکيو ويو هوان زمين ف۲۵۰ جي مشرقن ۽ مغربن جو

وَمَغَارِبَهَا الَّتِيْ بٰرَكْنَا فِيْهَا ۭ وَتَمَّتْ كَلِمَتُ رَبِّكَ الْحُسْنٰى

جنهن ۾ اسان برڪت رکي ف۲۵۱ ۽ تنهنجي رب جو چڱو واعدو

عَلٰى بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ ڏ بِمَا صَبَرُوْا ۭ وَدَمَّرْنَا مَا كَانَ يَصْنَعُ

بني اسرائيل سان پورو ٿي ويو انهن جي صبر جي بدلي ۽ اسان برباد ڪري ڇڏيو ف۲۵۲

فِرْعَوْنُ وَقَوْمُهٗ وَمَا كَانُوْا يَعْرِشُوْنَ ﴿۱۳۷﴾ وَجٰوَزْنَا بِبَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ

جو ڪجهه فرعون ۽ ان جي قوم ٺاهيندي ۽ چنائي ڪندي هئي. ۽ اسان ف۲۵۳ بني اسرائيل کي درياء

ف۲۴۲ جڏهن انهن جي سرڪشي ايستائين پهتي، ته ڏهن حضرت موسىٰ عليه السلام انهن جي حق ۾ بد دعا گهري، پاڻ مستجاب الدعوات هئا، ان ڪري دعا قبول ٿي. ف۲۴۳ جڏهن جادوگرن جي ايمان آڻڻ کان پوءِ به فرعوني پنهنجي ڪفر ۽ سرڪشي تي ڄميا رهيا، ته ڏهن انهن تي الله تعالىٰ جون نشانيون لڳولڳ وارد ٿيڻ لڳيون، ڇو ته حضرت موسىٰ عليه السلام دُعا گهري هئي ته يارب! فرعون زمين ۾ گهڻو سرڪش ٿي ويو ۽ سندس قوم واعدو ٽوڙيو آهي انهن کي اهڙي عذاب ۾ گرفتار ڪر جيڪو انهن جي لائق هجي ۽ منهنجي قوم ۽ پوين لاءِ پڻ عبرت. پوءِ الله تعالىٰ طوفان موڪليو، ڪڪر آيو، اونداهي ٿي ۽ زبردست برسات پوڻ لڳي. قبطين جي گهرن ۾ ايترو پاڻي ڀرجي ويو جو اهي ان ۾ بيهي رهيا، تان جو پاڻي انهن جي ڳچين تائين اچي ويو ۽ انهن مان جيڪو ويٺو ٿي سو ٻڏي پئي مئو. نه اهي هلي سگهندا هئا نه ڪو ڪم ڪري سگهندا هئا. ڇنڇر کان ڇنڇر تائين (ستن ڏينهن تائين) انهي مصيبت ۾ مبتلا رهيا. بني اسرائيلن جا گهر انهن جي گهرن سان ڳنڍيل هجڻ جي باوجود به انهن جي گهرن ۾ پاڻي نه آيو. جڏهن اهي ماڻهو عاجز ٿيا ته حضرت موسىٰ عليه السلام کي عرض ڪيائون، اسان جي لاءِ دعا فرمايو ته جيئن مصيبت ختم ٿئي، پوءِ اسان توهان تي ايمان آڻيون ۽ بني اسرائيلن کي توهان سان موڪليون. حضرت موسىٰ عليه السلام دُعا گهري، طوفان جي مصيبت ختم ٿي. زمين ۾ اهڙي ساوڪ ۽ شادابي اچي وئي جيڪا پهريان نه ڏٺي وئي. پوکون سٺيون ٿيون ۽ وڻ گهڻا ميوا ڏنا. پوءِ فرعوني چوڻ لڳا هي پاڻي ته نعمت هئي ۽ ايمان نه آندائون. هڪ مهينو ته تندرستي سان گذريو. وري الله تعالىٰ مڪڙيون موڪليون، جيڪي پوکن، ميون ۽ وڻن جي پنن ۽ جاين جي دروازن، ڇتين، تختن، سامان بلڪه ايستائين جو لوهه جي ميخن کي به کائي چٽ ڪري ويون ۽ قبطين جا گهر به ڀرجي ويا، اهڙي طرح ڇنڇر کان ڇنڇر ستن ڏينهن تائين ته ڏن جي مصيبت ۾ مبتلا رهيا. پر الله تعالىٰ جي حڪمت جو بني اسرائيلن جي گهرن ۾ اصل نه ويون. قبطن پريشان ٿي وري حضرت موسىٰ عليه السلام کي دُعا گهرڻ جي درخواست ڪئي ۽ ايمان آڻڻ جو پڪو واعدو ڪيو. اهڙي طرح وري به حضرت موسىٰ عليه السلام جي دُعا سان جونڪار ولڏا ئون. پوکون ۽ ميوا، جيڪي ڪجهه باقي رهجي ويا هئا انهن کي ڏسي چوڻ لڳا، هي اسان کي ڪافي آهن، اسان پنهنجو دين نه ٿا ڇڏيون. اهڙي طرح ايمان نه آندائون، پنهنجو واعدو ٽوڙي بڇڙن ڪمن ۾ وڌيڪ مبتلا ٿي ويا. هڪ مهينو عافيت سان گذريو. وري الله تعالىٰ جونئون موڪليون. هن ۾ مفسرن جو اختلاف آهي. ڪي چون ٿا ته قُمل (سُرو) آهي. ڪي چون ٿا ته جونءِ. ڪي چون ٿا ته اهو اهڙو ننڍو ڪيڙو آهي. بهرحال ان ڪيڙي رهيل پوکون ۽ ميوا کائي ڇڏيا. اهو ڪپڙن ۾ گهڙي ويندو هو ۽ چمڙي کي ڪٽيندو هو، ڪاڌي جي ٿانون ۾ ڀرجي ويندو هو. جيڪڏهن ڪو ڏهه بوريون ڪڻڪ جون چڪيءَ تي کڻي ويندو هو ته ٽي سير واپس آڻيندو هو، باقي سڀ ڪيڙا کائيندا هئا. فرعونين جا وار، ڀرون ۽ ڀنبڙيون چٽ ٿي ويون. سندن جسم ماتا وانگر داڻن سان ڀرجي ويا هئا، تن سمهڻ به ڏکيو ڪري ڇڏيو هو. ان مصيبت کان فرعوني رڙيون ڪرڻ لڳا ۽ تنگ اچي انهن حضرت موسىٰ عليه السلام کي عرض ڪيو، اسان توبهه ڪريون ٿا، توهان ان مصيبت جي دفع ٿيڻ جي دُعا فرمايو. ستن ڏينهن کان پوءِ هيءُ مصيبت به حضرت موسىٰ عليه السلام جي دُعا سان ختم ٿي، پر فرعونين وري واعدي خلافي ڪئي ۽ اڳي کان وڌيڪ زور ۽ بڇڙا عمل شروع ڪيا. هڪ مهينو امن ۾ گذرڻ کان پوءِ وري حضرت موسىٰ عليه السلام بد دُعا ڪئي ته الله تعالىٰ ڏيڏر موڪليا ۽ هي حال ٿيو جو به ڳالهائڻ لاءِ وات کوليندو هو ته ڏيڏر ٽپو ڏيئي وات ۾ پوندو هو. هنڌين ۾، ڪاڌن ۾ ڏيڏر ڀرجي ويندا هئا. جيڪو ماڻهو ڳالهائڻ لاءِ وات کوليندو هو ته ڏيڏر ٽپو ڏيئي وات ۾ پوندو هو. مجلس ۾ ڏيڏر ڀرجي ويندا هئا، ايتري قدر جو ٻاهر به وسامي ويندي هئي. سمهندا هئا ته ڏيڏر مٿن سوار ٿي ويندا هئا. انهي مصيبت کان تنگ اچي فرعوني روئي ويٺا ۽ مجبور ٿي حضرت موسىٰ عليه السلام کي عرض ڪيائون، هاڻي اسان پڪي توبهه ڪريون ٿا. حضرت موسىٰ عليه السلام انهن کان واعدو وٺي دُعا گهري. ستن ڏينهن کان پوءِ هيءُ مصيبت به ختم ٿي ۽ هڪ مهينو عافيت سان گذريو. پر انهن وري به واعدو ٽوڙيو ۽ پنهنجي ڪفر جي طرف موٽيا، وري حضرت موسىٰ عليه السلام بد دُعا فرمائي ته سمورن کوهن، نهرن ۽ چشمن ۽ نيل درياءَ جو پاڻي رت ٿي ويو. مطلب ته هر پاڻي انهن جي لاءِ تازو خون (رت) بڻجي ويو. فرعونين فرعون کي اها شڪايت ڪئي ته چوڻ لڳو ته حضرت موسىٰ عليه السلام جادو سان توهان جي نظربندي ڪئي آهي. انهن چيو ڪهڙي نظربندي! ميان اسان جي ٿانون ۾ خون کان سواءِ پاڻي جو نالو ئي نه آهي! پوءِ فرعون حڪم ڏنو ته قبطي بني اسرائيلن سان هڪ ئي ٿانو مان پاڻي وٺن. پر جڏهن بني اسرائيل ڪڍندا هئا ته پاڻي نڪرندو هو ۽ قبطي ڪڍندا هئا ته ساڳي ٿانو ۾ خون ايندو هو، تان جو

الْبَحْرَ فَاَتَوْا عَلٰی قَوْمٍ يَّعْكُفُوْنَ عَلٰٓی اَصْنَامٍ لَّهُمْ ۚ قَالُوْا

پار ڪرايوسي ته انهن جو لنگهه اهڙيءَ قوم وٽان ٿيو جيڪا پنهنجي بتن جي آڏو جهڪيو ويٺي هئي ف۲۵۴ چيائون

يٰمُوْسَی اجْعَلْ لَّنَآ اِلٰهًا كَمَا لَهُمْ اٰلِهَةٌ ؕ قَالَ اِنَّكُمْ قَوْمٌ

اي موسىٰ اسان کي به هڪڙو خدا ناهي ڏي جيئن انهن جي واسطي ايترا خدا آهن. فرمايائين بيشڪ توهان

تَجْهَلُوْنَ ﴿۱۳۸﴾ اِنَّ هٰٓؤُلَآءِ مُتَبَّرٌ مَّا هُمْ فِيْهِ وَبٰطِلٌ مَّا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿۱۳۹﴾

جاهل ماڻهو آهيو. ف۲۵۵ اهو حال ته برباديءَ جو آهي جنهن ۾ اهي ف۲۵۶ ماڻهو آهن ۽ جو ڪجهه ڪري رهيا آهن سو پڪو باطل آهي

قَالَ اَغَيْرَ اللّٰهِ اَبْغِيْكُمْ اِلٰهًا وَّهُوَ فَضَّلَكُمْ عَلَی الْعٰلَمِيْنَ ﴿۱۴۰﴾

چيائين ڇا الله کان سواءِ توهان جو ٻيو خدا تلاش ڪريان، حالانڪ انهيءَ سموري زماني تي توهان کي فضيلت ڏني ف۲۵۷

وَاِذْ اَنْجَيْنٰكُمْ مِّنْ اٰلِ فِرْعَوْنَ يَسُوْمُوْنَكُمْ سُوْٓءَ الْعَذَابِ ۚ

۽ ياد ڪريو جڏهن اسان توهان کي فرعون وارن کان نجات بخشي. جيڪي توهان کي بري تڪليف ڏيندا هئا.

يُقَتِّلُوْنَ اَبْنَآءَكُمْ وَيَسْتَحْيُوْنَ نِسَآءَكُمْ ؕ وَفِيْ ذٰلِكُمْ بَلَآءٌ مِّنْ

توهان جا پٽ ڪهي ڇڏيندا هئا ۽ ڌيئرون باقي ڇڏيندا هئا ۽ ان ۾ رب جو

رَّبِّكُمْ عَظِيْمٌ ﴿۱۴۱﴾ وَوٰعَدْنَا مُوْسٰی ثَلٰثِيْنَ لَيْلَةً وَّاَتْمَمْنٰهَا بِعَشْرٍ

وڏو فضل ٿيو. ف۲۵۸ ۽ اسان موسىٰ سان ف۲۵۹ ٽيهن راتين جو واعدو فرمايو ف۲۶۰ ۽ ان ۾ ڏهه وڌائي

فَتَمَّ مِيْقَاتُ رَبِّهٖٓ اَرْبَعِيْنَ لَيْلَةً ۚ وَقَالَ مُوْسٰی لِاَخِيْهِ هٰرُوْنَ

پورا يون ڪيون ته ان جي رب جو واعدو چاليهن راتين جو پورو ٿيو ف۲۶۱ ۽ موسىٰ ف۲۶۲ پنهنجي ڀاءُ هارون

اخْلُفْنِيْ فِيْ قَوْمِيْ وَاَصْلِحْ وَلَا تَتَّبِعْ سَبِيْلَ الْمُفْسِدِيْنَ ﴿۱۴۲﴾

کي چيو ته منهنجي قوم تي منهنجو نائب رهه ۽ اصلاح ڪندو رهه ۽ فسادين جي واٽ ۾ دخل نه ڏجانءِ.

وَلَمَّا جَآءَ مُوْسٰی لِمِيْقَاتِنَا وَكَلَّمَهٗ رَبُّهٗ ۙ قَالَ رَبِّ اَرِنِيْٓ اَنْظُرْ

۽ جڏهن موسىٰ اسان جي واعدي تي حاضر ٿيو ۽ سندس رب ساڻس ڪلام فرمايو، عرض ڪيائين ف۲۶۳ منهنجا رب مون کي پنهنجو ديدار

اِلَيْكَ ؕ قَالَ لَنْ تَرٰىنِيْ وَلٰكِنِ انْظُرْ اِلَی الْجَبَلِ فَاِنِ اسْتَقَرَّ

ڪراءِ جيئن مان توکي ڏسان. فرمايائين تون مون کي هرگز ڏسي سگهندين ف۲۶۴ پر هن پهاڙ جي طرف ڏس، جيڪڏهن اهو پنهنجي جاءِ

مَكَانَهٗ فَسَوْفَ تَرٰىنِيْ ۚ فَلَمَّا تَجَلّٰی رَبُّهٗ لِلْجَبَلِ جَعَلَهٗ دَكًّا

تي برقرار رهيو ته عنقريب تون مون کي ڏسي وٺندين ف۲۶۵ پوءِ جڏهن سندس رب ان پهاڙ تي پنهنجو نور چمڪايو ته ان کي ذرا ذرا ڪري ڇڏيائين.

فرعوني عورتون اُچ کان عاجز ٿي بني اسرائيلي عورتن وٽ آيون ۽ انهن کان پاڻي گهريائون، تڏهن به اهو پاڻي انهن جي ٿانون ۾ پوندي ئي خون ٿي ويو، ته انهن مان هڪ فرعوني عورت انهن مان هڪ عورت کي چوڻ لڳي ته تون پنهنجو وات پاڻي سان ڀري منهنجي وات ۾ ڳُرٽي ڪر، پوءِ به اهو پاڻي جيستائين بني اسرائيلي عورت جي وات ۾ رهيو، پاڻي، جڏهن فرعوني عورت جي وات ۾ پهتو ته خون ٿي ويو. فرعون پاڻ جڏهن اُچ جي شدت کان پريشان ٿيو تڏهن ان پي واهه نه ڏسي آلن وڻن جي رطوبت (رس) چوسي، پر اها به وات ۾ پهچندي ئي خون ٿي وئي. اهڙيءَ طرح ستن ڏينهن تائين رت کان سواءِ ڪا به شيءِ پيئڻ لاءِ حاصل نه ٿي. آخر نهايت بيحد ڏکيا ٿيا ۽ تنگ اچي حضرت موسىٰ عليه السلام کان دُعا جي درخواست ڪئي ۽ ايمان آڻڻ جو پڻ واعدو ڪيائون. حضرت موسىٰ عليه السلام دُعا فرمائي. هيءَ مصيبت به ختم ٿي، پوءِ به بدبختن ايمان نه آندو. ف۲۴۴ هڪبئي کان پوءِ ۽ هر عذاب هڪ هفتو قائم رهندو هو ۽ هڪ عذاب کان ٻئي عذاب اچڻ تائين هڪ مهيني جو مفاصلو هوندو هو. ف۲۴۵ ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام تي ايمان نه آندائون. ف۲۴۶ ته اُهو توهان جي دُعا قبول فرمائيندو. ف۲۴۷ يعني نيل درياءَ ۾، جڏهن بار بار انهن کي عذاب کان ڇوٽڪارو ڏنو ويو، تڏهن به اهي ڪنهن واعدي تي قائم نه رهيا ۽ ايمان نه آندائون ۽ ڪفر نه ڇڏيائون، ته پوءِ واعدي جي وقت پوري ٿيڻ کان پوءِ (جيڪو انهن جي لاءِ مقرر فرمايو ويو هو) انهن کي الله تعالىٰ غرق (هلاڪ) ڪري ڇڏيو. ف۲۴۸ اصل سوچ ويچار ۽ واجهائڻ نه ڪندا هئا. ف۲۴۹ يعني بني اسرائيلن کي. ف۲۵۰ يعني مصر ۽ شام. ف۲۵۱ نهرن، وڻن، ميون، پوکن ۽ پيداوار جي واڌاري سان. ف۲۵۲ انهن سمورين عمارتن، ايوانن ۽ باغن کي. ف۲۵۳ فرعون ۽ سندس قوم کي ڏهين محرم تي ٻوڙڻ کان پوءِ.

ف۲۵۴ ۽ انهن جي عبادت ڪندا هئا. ابن جريح چيو ته اهي بُت ڳئون جي شڪل وانگر هئا، انهن کي ڏسي ۽ بني اسرائيلن. ف۲۵۵ جو هيترين سارين نشانين ڏسڻ جي باوجود به نه سمجهيو ته الله تعالىٰ وحدهٗ لاشريڪ لهٗ آهي، ان کان سواءِ ڪو به عبادت جو لائق نه آهي ۽ نه ڪنهن ٻئي جي عبادت جائز. ف۲۵۶ بُت پرست. ف۲۵۷ يعني خدا اهو نه ٿو ٿي سگهي، جيڪو تراشي بڻايو ويو هجي، بلڪ خُدا اُهو آهي جنهن توهان کي فضيلت ڏني ۽ جو ته اهو فضل ۽ ڪرم ۽ احسان فرمائڻ تي قادر آهي، اهو ئي عبادت جو حقدار آهي. ف۲۵۸ يعني جڏهن اُن توهان کي اهڙيون وڏيون نعمتون عطا فرمايون ته توهان کي ڪيئن لائق آهي جو توهان ان کان سواءِ ٻئي جي عبادت ڪريو؟ ف۲۵۹ توريت عطا فرمائڻ لاءِ ذوالقعد مهيني جي. ف۲۶۰ ذوالحج جا. ف۲۶۱ حضرت موسىٰ عليه السلام جو بني اسرائيلن سان وعدو هو ته، جڏهن الله تعالىٰ سندن دشمن فرعون کي هلاڪ ڪري ڇڏيندو، تڏهن اهو وٽن الله تعالىٰ جي طرف کان هڪ ڪتاب آڻيندو، جنهن ۾ حلال ۽ حرام جو بيان هوندو. جڏهن الله تعالىٰ فرعون کي هلاڪ ڪيو ته حضرت موسىٰ عليه السلام پنهنجي رب کي ان ڪتاب جي نازل فرمائڻ جي درخواست ڪئي. حڪم ٿيو ته ٽيهه روزا رک. جڏهن اهي ڏينهن پورا ٿيا ته ڪيس وات مبارڪ مان هڪ قسم جي بوءِ معلوم ٿي، پاڻ ڏندڻ ڪيو. ملائڪن عرض ڪيو ته اسان کي توهان جي وات مبارڪ مان وڏي پياري خوشبوءِ ايندي هئي. توهان ڏندڻ ڏيئي اُن کي ختم ڪري ڇڏيو. الله تعالىٰ حڪم فرمايو ته ذوالحج مهيني ۾ ڏهه روزا ٻيا رکو ۽ فرمايو ته اي موسىٰ! ڇا توهان کي معلوم نه آهي ته روزيدار جي وات جي خوشبوءِ مون وٽ مُشڪ جي خوشبوءِ کان به وڌيڪ اطيب آهي. ف۲۶۲ جبل تي مناجات جي لاءِ ويندي وقت. ف۲۶۳ آيت مان ثابت ٿيو ته الله تعالىٰ، حضرت موسىٰ عليه السلام سان ڪلام فرمايو، اُن تي اسان جو ايمان آهي ۽ اسان جي ڪهڙي جرأت آهي جو اسان ان ڪلام جي حقيقت سان بحث ڪري سگهون. اخبار ۾ وارد ٿيل آهي ته جڏهن حضرت موسىٰ عليه السلام ڪلام ٻڌڻ لاءِ حاضر ٿيو ته پاڻ پاڪائي ڪئي ۽ پاڪ لباس پهريو ۽ روزو رکي طور سينا تي حاضر ٿيو. الله تعالىٰ هڪ ڪڪر نازل فرمايو، جنهن جبل کي هر طرف کان چئن فرسنگن جيترو ڍڪي ڇڏيو. شيطان ۽ زمين جا جانور ايستائين جو گڏ رهڻ وارا ملائڪ به اتان الڳ ڪيا ويا ۽ سندس لاءِ آسمان کوليو ويو. پاڻ ملائڪن کي ملاحظ فرمايائين ته هوا ۾ بيٺل آهن ۽ پاڻ عرش الاهي کي صاف ڏٺائين، ايستائين جو الواح تي قلمن جو آواز ٻڌائين ۽ الله تعالىٰ ساڻس ڪلام فرمايو. پاڻ ان جي بارگاهه ۾ پنهنجا معروضات پيش ڪيا. ان پنهنجو ڪلام ڪريم ٻڌائي ڪيس نوازيو. حضرت جبرائيل عليه السلام ساڻس گڏ هو، پر جيڪو الله تعالىٰ حضرت موسىٰ عليه السلام کي فرمايو، اهو ان ڪجهه نه ٻڌو. حضرت موسىٰ عليه السلام کي ڪلام رباني جي لذت ان جي ديدار جو آرزومند بڻايو (خازن وغيره). ف۲۶۴ انهن اکين سان سوال ڪري، بلڪ ديدار الاهي سوال کان سواءِ صرف ان جي عطا ۽ فضل سان حاصل ٿيندو، اهو به هن فاني اک سان نه، بلڪ باقي اک سان يعني ڪو به بشر مون کي دنيا ۾ ڏسڻ جي طاقت نٿو رکي. الله تعالىٰ هي نه فرمايو ته

وَخَرَّ مُوسٰى صَعِقًا ۚ فَلَمَّآ اَفَاقَ قَالَ سُبْحٰنَكَ تُبْتُ اِلَيْكَ

۽ موسیٰ بي هوش ٿي ڪري پيو. پوءِ جڏهن هوش ۾ آيو چيائين تنهنجي پاڪائي آهي مون تنهنجي طرف رجوع ڪيو

وَاَنَا اَوَّلُ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿١٤٣﴾ قَالَ يٰمُوسٰىٓ اِنِّى اصْطَفَيْتُكَ عَلَى

۽ مان سمورن کان اول مسلمان آهيان. ف٢٦٦ فرمايائين اي موسیٰ مون توکي ماڻهن مان چونڊيو

النَّاسِ بِرِسٰلٰتِىْ وَبِكَلَامِىْ ۖ فَخُذْ مَآ اٰتَيْتُكَ وَكُنْ مِّنَ

رسالتن ۽ پنهنجي ڪلام سان پوءِ وٺ جيڪي مون توکي عطا فرمايو ۽ شُڪر وارن مان

الشّٰكِرِيْنَ ﴿١٤٤﴾ وَكَتَبْنَا لَهٗ فِى الْاَلْوَاحِ مِنْ كُلِّ شَىْءٍ مَّوْعِظَةً

ٿيءُ. ۽ اسان ان جي واسطي تختين ف٢٦٧ ۾ لکي ڇڏيو هر قسم جي نصيحت، ۽ هر

وَّتَفْصِيْلًا لِّكُلِّ شَىْءٍ ۚ فَخُذْهَا بِقُوَّةٍ وَّاْمُرْ قَوْمَكَ يَاْخُذُوْا

شيءِ جو تفصيل ۽ فرمايو اي موسیٰ هن کي مضبوطيءَ سان پڪڙ ۽ پنهنجي قوم کي حڪم ڏي ته هن جون چڱيون ڳالهيون

بِاَحْسَنِهَا ۭ سَاُورِيْكُمْ دَارَ الْفٰسِقِيْنَ ﴿١٤٥﴾ سَاَصْرِفُ عَنْ اٰيٰتِىَ

اختيار ڪن ف٢٦٨ عنقريب مان توهان کي ڏيکاريندس بي فرمانن جو گهر. ف٢٦٩ ۽ مان پنهنجي آيتن کان انهن

الَّذِيْنَ يَتَكَبَّرُوْنَ فِى الْاَرْضِ بِغَيْرِ الْحَقِّ ۭ وَاِنْ يَّرَوْا كُلَّ

جو منهن موڙيندس جيڪي زمين ۾ ناحق پنهنجي وڏائي چاهن ٿا ف٢٧٠ ۽ جيڪڏهن سموريون نشانيون ڏسن

اٰيَةٍ لَّا يُؤْمِنُوْا بِهَا ۚ وَاِنْ يَّرَوْا سَبِيْلَ الرُّشْدِ لَا يَتَّخِذُوْهُ

ته به ان تي ايمان نه آڻيندا ۽ جيڪڏهن هدايت جي واٽ ڏسن ته ان تي هلڻ پسند نه

سَبِيْلًا ۚ وَاِنْ يَّرَوْا سَبِيْلَ الْغَىِّ يَتَّخِذُوْهُ سَبِيْلًا ۭ ذٰلِكَ

ڪن ف٢٧١ ۽ گمراهي جي رستي تي نظر پوي ته ان تي هلڻ جي واسطي حاضر آهن، اهو ان ڪري

بِاَنَّهُمْ كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا وَكَانُوْا عَنْهَا غٰفِلِيْنَ ﴿١٤٦﴾ وَالَّذِيْنَ

جو انهن اسان جون آيتون ڪوڙيون سمجهيون ۽ انهن کان غافل رهيا. ۽ جن اسان جي آيتن

كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا وَلِقَآءِ الْاٰخِرَةِ حَبِطَتْ اَعْمَالُهُمْ ۭ هَلْ يُجْزَوْنَ

۽ آخرت جي دربار کي ڪوڙ ڄاتو انهن جا سمورا عمل ڄٽ ٿي ويا. انهن کي ڇا بدلو ملندو

اِلَّا مَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿١٤٧﴾ ۧ وَاتَّخَذَ قَوْمُ مُوسٰى مِنْۢ بَعْدِهٖ مِنْ

مگر اهوئي جيڪي ڪندا هئا. ۽ موسیٰ ف٢٧٢ کان پوءِ سندس قوم پنهنجي زيورن مان ف٢٧٣ هڪ ڳائي جو ڍڳ

ع ١٧/٦

منهنجو ڏسڻ ممڪن نه آهي. ان مان ثابت ٿيو ته ديدار الاهي ممڪن آهي جيترو ٺيڪ دُنيا ۾ نه ٿئي ڇو ته صحيح حديثن ۾ آهي ته قيامت جي ڏينهن مؤمن پنهنجي رب عزوجلّ جي ديدار سان فيضياب ڪيا ويندا. مٿين ذڪر کان علاوه هيءُ ته حضرت موسیٰ عليه السلام عارف باالله آهي، جيڪڏهن ديدار الاهي ممڪن نه هجي ها ته پاڻ هرگز سوال نه فرمائي ها. ف٢٦٥ ۽ جبل جو ثابت رهڻ امر ممڪن آهي ڇو ته ان جي نسبت فرمايائين جَعَلَهٗ دَكًّا. پوءِ جيڪا شيءِ الله تعالیٰ جي نا هيل هجي ۽ جنهن کي اهو موجود فرمائي ممڪن آهي ته موجود نه هجي جيڪڏهن ان کي ته موجود ڪري، ڇو ته اهو پنهنجي فعل ۾ مختار آهي. ان مان ثابت ٿيو ته جبل جو ثابت رهڻ امر ممڪن آهي، محال نه آهي ۽ جيڪا شيءِ امر ممڪن تي معلق ڪئي وڃي، اها به ممڪن ئي ٿيندي آهي محال نه ٿيندي آهي، انهيءَ ڪري ديدار الاهي جنهن کي جبل جي ثابت رهڻ تي معلق فرمايو ويو، اهو ممڪن ٿيو. پوءِ انهن جو قول باطل ٿيو، جيڪي الله تعالیٰ جو ديدار محال چون ٿا.

ف٢٦٦ بني اسرائيلن مان.

ف٢٦٧ توريت جون، جيڪي سَت يا ڏهه هيون، زبرجد يا زمرّد جون.

ف٢٦٨ ان جي حڪمن تي عمل ڪندڙ ٿين.

ف٢٦٩ جيڪو آخرت ۾ انهن جو ٺڪاڻو آهي. حسن ۽ عطا چيو ته بي حڪمن جي گهر مان جهنم مراد آهي. قتاده جو قول آهي ته معنيٰ هيءُ آهي ته مان توهان کي شام ۾ داخل ڪندس ۽ گذريل امتن جون منزلون ڏيکاريندس جن الله تعالیٰ جي مخالفت ڪئي ته جيئن ان مان توهان کي عبرت حاصل ٿئي. عطيه عوفي جو قول آهي ته دار الفاسقين مان فرعون ۽ سندس قوم جا مڪان مراد آهن، جيڪي مصر ۾ آهن. سدي جو قول آهي ته اُن مان ڪافرن جون منزلون مراد آهن. ڪلبي چيو ته عاد ثمود ۽ هلاڪ ٿيل اُمتن جون منزلون مراد آهن، جن تي عرب جا ماڻهو پنهنجي سفرن دوران ڏسندڙ ٿي لنگهندا هئا.

ف٢٧٠ ذوالنون قدس سرهٗ فرمايو ته الله تعالیٰ قرآن شريف جي حڪمت سان باطل وارن جي دلين جا ڪرام نه ٿو فرمائي. حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما فرمايو، مراد هيءُ آهي ته جيڪي ماڻهو منهنجي ٻانهن تي ظلم ڪن ٿا ۽ منهنجي ولين سان وڙهن ٿا، مان انهن کي پنهنجي آيتن جي قبول ۽ تصديق ڪرڻ کان ڦيري ڇڏيندس ته جيئن اهي مون تي ايمان نه آڻن. سندن بغض جي اِها ئي سزا آهي، جو کين هدايت کان محروم ڪيو ويو. ف٢٧١ اهوئي تڪبر جو ڦل. متڪبر جو انجام آهي. ف٢٧٢ طور جي طرف پنهنجي رب جي مناجات جي لاءِ وڃڻ کان. ف٢٧٣ جيڪي انهن فرعون جي قوم کان پنهنجي عيد جي واسطي اُڌارا ورتا هئا.

حُلِيِّهِمْ عِجْلًا جَسَدًا لَّهٗ خُوَارٌ ؕ اَلَمْ يَرَوْا اَنَّهٗ لَا يُكَلِّمُهُمْ
ڳالهائي ٿو نه ۽ ڇا ڏٺائون نه ته اهو انهن سان ــ ڍڳي جو هڪ جسم جنهن ۾ رنڀڻ ٿي واڳوڙ ٢٧٤ گهڙيائون جيڪو ساهه ڀي ناهيو

وَلَا يَهْدِيْهِمْ سَبِيْلًا ۘ اِتَّخَذُوْهُ وَكَانُوْا ظٰلِمِيْنَ ﴿١٤٨﴾ وَلَمَّا
۽ جڏهن ٢٧٦ ۽ اهي ظالم هئا ٢٧٥ ان کي (معبود ڪري) ورتائون انهن کي رستو ٻڌائي سگهي ٿو نڪي

سُقِطَ فِيْٓ اَيْدِيْهِمْ وَرَاَوْا اَنَّهُمْ قَدْ ضَلُّوْا ۙ قَالُوْا لَئِنْ لَّمْ
جيڪڏهن اسان جي رب اسان ته ـــ لڳا چوڻ ويا ٿي گمراه ته سمجهيائون ۽ پڇتايائون

يَرْحَمْنَا رَبُّنَا وَيَغْفِرْ لَنَا لَنَكُوْنَنَّ مِنَ الْخٰسِرِيْنَ ﴿١٤٩﴾ وَلَمَّا رَجَعَ
پنهنجي ٢٧٧ موسيٰ جڏهن ۽ ــ ويا سي ٿي تباهه يقيناً اسان ته فرمايو معاف کي اسان ۽ ڪيو نه مهر تي

مُوْسٰٓى اِلٰى قَوْمِهٖ غَضْبَانَ اَسِفًا ۙ قَالَ بِئْسَمَا خَلَفْتُمُوْنِيْ
قوم منهنجي ڪئي جانشيني خراب نه ڪهڙي ته چيائين ٢٧٨ ڀريل افسوس ڪاوڙ سخت موٽيو انهن ڏانهن قوم

مِنْۢ بَعْدِيْ ۚ اَعَجِلْتُمْ اَمْرَ رَبِّكُمْ ۚ وَاَلْقَى الْاَلْوَاحَ وَاَخَذَ بِرَاْسِ
پاءُ پنهنجي ۽ ٢٨١ ڪيائين ڦٽي ڪٽيون تختيون ۽ ٢٨٠ ڪيو تڪڙ کان حڪم جي رب پنهنجي توهان ڇا ٢٧٩ ۽ پوءِ کان مون

اَخِيْهِ يَجُرُّهٗٓ اِلَيْهِ ۗ قَالَ ابْنَ اُمَّ اِنَّ الْقَوْمَ اسْتَضْعَفُوْنِيْ
سمجهيو ڪمزور کي مون قوم ٢٨٣ ! ماءُ جاپٽ منهنجي اي چيائين ٢٨٢ ڇڪيائين طرف پنهنجي وٺي کي وارن جي مٿي جي

وَكَادُوْا يَقْتُلُوْنَنِيْ ۫ۖ فَلَا تُشْمِتْ بِيَ الْاَعْدَآءَ وَلَا تَجْعَلْنِيْ
ظالمن کي مون ۽ ٢٨٤ کلاءِ نه تي مون کي دشمنن پوءِ وڃن ماري کي مون جو هو قريب ۽

مَعَ الْقَوْمِ الظّٰلِمِيْنَ ﴿١٥٠﴾ قَالَ رَبِّ اغْفِرْ لِيْ وَلِاَخِيْ وَاَدْخِلْنَا فِيْ
۾ رحمت پنهنجي کي اسان ۽ ٢٨٦ بخش کي ڀاءُ منهنجي ۽ کي مون رب منهنجا اي ڪيائين عرض ٢٨٥ ملاءِ ۾ نه

رَحْمَتِكَ ۖ وَاَنْتَ اَرْحَمُ الرّٰحِمِيْنَ ﴿١٥١﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ اتَّخَذُوا الْعِجْلَ
ورتو (ءِ پوڄا لا) کي ڳابي جن بيشڪ . آهين مهربان وڏيڪ کان مهربانن سمورن تون ۽ ڪر داخل

سَيَنَالُهُمْ غَضَبٌ مِّنْ رَّبِّهِمْ وَذِلَّةٌ فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا ۗ وَكَذٰلِكَ
ٿا هڻندڙن بهتان اسان ۽ پهچندي ذلت ۾ زندگي جي دنيا ۽ غضب جو رب کي انهن عنقريب

نَجْزِي الْمُفْتَرِيْنَ ﴿١٥٢﴾ وَالَّذِيْنَ عَمِلُوا السَّيِّاٰتِ ثُمَّ تَابُوْا مِنْۢ
ته آندائون ايمان ۽ ڪيائون توبهه پوءِ کان ان ۽ ڪيون برايون جن ۽ ـ آهيون ڏيندا بدلو ئي ايئن کي



وقف لازم

ع ١٨ / ٤ / ٨

ف ٢٧٤ ۽ اُن جي وات ۾ حضرت جبرئيل جي گهوڙي جي قدم جي (هيٺان واري) مٽي وڌي، جنهن جي اثر سان اهو.

ف ٢٧٥ ناقص آهي، عاجز آهي، جماد آهي يا حيوان. پنهنجي تقديرن تي صلاحيت نه ٿو رکي، جو پوڄيو وڃي.

ف ٢٧٦ جو انهن الله تعاليٰ جي عبادت کان منهن موڙيو ۽ هڪ اهڙي عاجز ۽ ناقص ڳابي کي پوڄيائون.

ف ٢٧٧ پنهنجي رب جي مناجات سان مُشرف ٿي ڪري، طور کان.

ف ٢٧٨ هن لاءِ ته الله تعاليٰ کيس خبر ڏني هئي ته سامريءَ سندس قوم کي گمراهه ڪري ڇڏيو.

ف ٢٧٩ جو مانهن کي ڳابي جي پوڄڻ کان نه روڪيو.

ف ٢٨٠ ۽ منهنجي توريت وٺي اچڻ جو انتظار نه ڪيو.

ف ٢٨١ توريت جون، حضرت موسيٰ عليه السلام.

ف ٢٨٢ چوڻ حضرت موسيٰ عليه السلام کي پنهنجيءَ قوم جو اهڙيءَ بدترين مصيبت ۾ مبتلا ٿيڻ نهايت سخت ڳرو لڳو تڏهن حضرت هارون عليه السلام حضرت موسيٰ عليه السلام کي.

ف ٢٨٣ مان قوم کي روڪڻ ۽ کين وعظ ۽ نصيحت ڪرڻ ۾ گهٽتائي نه ڪئي ۾.

ف ٢٨٤ ۽ مون سان اهڙو سلوڪ نه ڪر جنهن سان اهي خوش ٿين.

ف ٢٨٥ حضرت موسيٰ عليه السلام پنهنجي ڀاءُ جو عذر قبول ڪري بارگاهِ الاهي ۾.

ف ٢٨٦ جيڪڏهن اسان مان ڪنهن کان ڪا افراط يا تفريط ٿي وئي. ڀاڻ هيءَ دعا ڀاءُ کي راضي ڪرڻ لاءِ ۽ دشمنن جي خوشيءَ جي ختم ڪرڻ لاءِ فرمايائين.

بَعۡدِهَا وَاٰمَنُوۡۤا اِنَّ رَبَّكَ مِنۡۢ بَعۡدِهَا لَغَفُوۡرٌ رَّحِيۡمٌ ﴿١٥٣﴾ وَ

ان کان پوءِ توهان جو رب بخشيندڙ مهربان آهي. و٢٨٧ ۽ جڏهن موسىٰ جي

لَمَّا سَكَتَ عَنۡ مُّوۡسَى الۡغَضَبُ اَخَذَ الۡاَلۡوَاحَ ۖۚ وَفِىۡ نُسۡخَتِهَا

ڪاوڙ نري ته تختيون کڻي ورتائين ۽ ان جي لکت ۾ هدايت ۽

هُدًى وَّرَحۡمَةٌ لِّلَّذِيۡنَ هُمۡ لِرَبِّهِمۡ يَرۡهَبُوۡنَ ﴿١٥٤﴾ وَاخۡتَارَ مُوۡسٰى

رحمت آهي انهن جي واسطي جيڪي پنهنجي رب کان ڊڄندا آهن. ۽ موسىٰ پنهنجي قوم

قَوۡمَهٗ سَبۡعِيۡنَ رَجُلًا لِّمِيۡقَاتِنَا ۚ فَلَمَّاۤ اَخَذَتۡهُمُ الرَّجۡفَةُ قَالَ رَبِّ

مان ستر ماڻهو اسان جي واعدي جي واسطي چونڊيا و٢٨٨ پوءِ جڏهن انهن تي زلزلو ٿيو و٢٨٩ موسىٰ

لَوۡ شِئۡتَ اَهۡلَكۡتَهُمۡ مِّنۡ قَبۡلُ وَاِيَّاىَ ؕ اَتُهۡلِكُنَا بِمَا فَعَلَ

عرض ڪيو اي منهنجا رب تون چاهين ها ته هنن کي ۽ مون کي اڳ ۾ ئي هلاڪ ڪري ڇڏين ها و٢٩٠ ڇا تون اسان کي ان ڪم جي

السُّفَهَآءُ مِنَّا ۚ اِنۡ هِىَ اِلَّا فِتۡنَتُكَ ؕ تُضِلُّ بِهَا مَنۡ تَشَآءُ وَ

ڪري هلاڪ فرمائيندين جيڪو اسان جي بي عقلن ڪيو و٢٩١ اهو ته تنهنجو امتحان هو ان سان گمراهه ڪرين جنهن کي وڻيئي

تَهۡدِىۡ مَنۡ تَشَآءُ ؕ اَنۡتَ وَلِيُّنَا فَاغۡفِرۡ لَنَا وَارۡحَمۡنَا وَاَنۡتَ خَيۡرُ

۽ واٽ ڏيکارين جنهن کي گهرين، تون اسان جو مولى آهين اسان کي بخش ۽ اسان تي مهر ڪر ۽ تون سڀني کان بهتر

الۡغٰفِرِيۡنَ ﴿١٥٥﴾ وَاكۡتُبۡ لَنَا فِىۡ هٰذِهِ الدُّنۡيَا حَسَنَةً وَّفِى الۡاٰخِرَةِ

بخشڻهار آهين. ۽ اسان جي لاءِ هن دنيا ۾ ڀلائي لک و٢٩٢ ۽ آخرت ۾

اِنَّا هُدۡنَاۤ اِلَيۡكَ ؕ قَالَ عَذَابِىۡۤ اُصِيۡبُ بِهٖ مَنۡ اَشَآءُ ۚ وَرَحۡمَتِىۡ

بيشڪ اسان تنهنجي طرف رجوع ڪيو، فرمايائين و٢٩٣ منهنجو عذاب جنهن کي وڻي تنهن کي ڏيان و٢٩٤ ۽ منهنجي رحمت

وَسِعَتۡ كُلَّ شَىۡءٍ ؕ فَسَاَكۡتُبُهَا لِلَّذِيۡنَ يَتَّقُوۡنَ وَيُؤۡتُوۡنَ الزَّكٰوةَ

هر شيءِ کان وسيع آهي و٢٩٥ پوءِ عنقريب مان و٢٩٦ نعمتون انهن جي واسطي لکندس جيڪي ڊڄن ٿا ۽ زڪواة ڏين ٿا

وَالَّذِيۡنَ هُمۡ بِاٰيٰتِنَا يُؤۡمِنُوۡنَ ﴿١٥٦﴾ اَلَّذِيۡنَ يَتَّبِعُوۡنَ الرَّسُوۡلَ

۽ اهي اسان جي آيتن تي ايمان رکن ٿا. جيڪي غلامي ڪندا ان امي غيب جون خبرون

النَّبِىَّ الۡاُمِّىَّ الَّذِىۡ يَجِدُوۡنَهٗ مَكۡتُوۡبًا عِنۡدَهُمۡ فِى التَّوۡرٰٮةِ

ڏيندڙ رسول جي و٢٩٧ جنهن کي لکيل ڏسندا پاڻ وٽ توريت ۽

و٢٨٧ مسئلو: هن آيت مان ثابت ٿيو ته گناهه، صغيرا هجن توڙي ڪبيرا، جڏهن پاڻ انهن کان توبهه ڪري ته الله تبارڪ وتعالىٰ پنهنجي فضل ۽ رحمت سان انهن سڀني کي معاف فرمائي ٿو.

و٢٨٨ ته اهي حضرت موسىٰ عليه الصلوٰة والسلام سان گڏ الله تعالىٰ جي حضور ۾ حاضر ٿي قوم جي گابي پرستي جي معذرت خواهي ڪن، اهڙي طرح حضرت موسىٰ عليه السلام انهن کي وٺي حاضر ٿيو.

و٢٨٩ حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته زلزله ۾ مبتلا ٿيڻ جو سبب هي هو ته قوم جڏهن گابو قائم ڪيو هو، هي ان کان جدا نه ٿيا هئا (خازن).

و٢٩٠ يعني ميقات ۾ حاضر ٿيڻ کان اڳ ته جيئن بني اسرائيل انهن سڀني جي هلاڪت پنهنجي اکين سان ڏسي وٺن ها ۽ انهن کي مون تي قتل جي تهمت لڳائڻ جو موقعو نه ملي ها.

و٢٩١ يعني اسان کي هلاڪ نه ڪر ۽ پنهنجو لطف ۽ ڪرم فرماءِ.

و٢٩٢ ۽ اسان کي طاعت جي توفيق عطا فرماءِ.

و٢٩٣ يعني الله تعالىٰ، حضرت موسىٰ عليه السلام کي.

و٢٩٤ مون کي اختيار آهي، سڀ منهنجي ملڪيت ۽ ٻانها آهن، ڪنهن کي اعتراض جي طاقت نه آهي.

و٢٩٥ دنيا ۾ نيڪن ۽ بڇڙن سڀني کي پهچي ٿي.

و٢٩٦ آخرت ۾. و٢٩٧ هتي رسول مان مفسرن جي اجماع سان سيد الثقلين محبوب رب العالمين حضرت محمد مصطفىٰ احمد مجتبىٰ صلى الله عليه وسلم جن مُراد آهن. سندن ذڪر رسالت جي وصف سان فرمايو ويو، ڇو ته پاڻ (محبوب سائين) الله تعالىٰ ۽ ان جي مخلوق جي وچ ۾ واسطو آهن. رسالت جا فرض ادا فرمائن ٿا. الله تعالىٰ جا اوامر ونهي، شرائع واحڪام سندس ٻانهن کي پهچائن ٿا. ان کان پوءِ سندن توصيف ۾ نبي فرمايو ويو. ان جو ترجمو حضرت مترجم قدس سره "غيب جون خبرون ڏيڻ وارو" ڪيو آهي ۽ اهو ترجمو نهايت ئي صحيح آهي، ڇو ته "نبأ" خبر کي چوندا آهن، جيڪا علم جو فائدو ڏيندڙ هجي ۽ ڪوڙ جي شائبي کان خالي هجي. قرآن ڪريم ۾ هي لفظ انهيءَ معنىٰ ۾ گهڻائيءَ سان استعمال ٿيو آهي. هڪڙي هنڌ ارشاد ٿيو قُلۡ هُوَ نَبَؤٌا عَظِيۡمٌ. هڪ ٻيءَ جاءِ تي ارشاد آهي تِلۡكَ مِنۡ اَنۡۢبَآءِ الۡغَيۡبِ نُوۡحِيۡهَاۤ اِلَيۡكَ. هڪ ٻيءَ جاءِ تي وري فرمايو اٿس ته فَلَمَّاۤ اَنۡۢبَاَهُمۡ بِاَسۡمَآئِهِمۡ ۽ ڪثرت سان آيتن ۾ هي لفظ انهيءَ معنىٰ ۾ وارد ٿيو آهي. پوءِ اهو لفظ فاعل جي معنىٰ ۾ هوندو يا مفعول جي معنىٰ ۾. پهرين صورت ۾ هن جي معنىٰ غيب جون خبرون ڏيڻ وارو ۽ ٻيءَ صورت ۾ هن جي معنىٰ ٿيندي غيب جون خبرون ڏنل ۽ ٻنهي معنائن جي قرآن ڪريم مان تائيد ٿئي ٿي. پهرين معنىٰ جي تائيد هن آيت مان ٿئي ٿي نَبِّئۡ عِبَادِىۡ. ٻي آيت ۾ فرمايو آهي قُلۡ اَؤُنَبِّئُكُمۡ ۽ انهيءَ قسم مان آهي حضرت عيسىٰ عليه السلام جو ارشاد، جيڪو قرآن ڪريم ۾ وارد ٿيو اُنَبِّئُكُمۡ بِمَا تَاۡكُلُوۡنَ وَمَا تَدَّخِرُوۡنَ ۽ ٻي صورت جي تائيد هن آيت مان ٿئي ٿي نَبَّاَنِىَ الۡعَلِيۡمُ الۡخَبِيۡرُ ۽ حقيقت ۾ نبي سڳورا غيب جون خبرون ڏيندڙ ٿي ٿيندا آهن. تفسير خازن ۾ آهي ته سندن وصف ۾ نبي فرمايائين، ڇو ته نبي هجڻ اعلىٰ ۽ اشرف مرتبن مان آهي ۽ هيءَ هن تي دلالت ڪري ٿو ته پاڻ الله تعالىٰ وٽ تمام بلند درجا رکڻ وارا ۽ ان جي طرف کان خبر ڏيڻ وارا آهن. اُمِّي جو ترجمو حضرت مترجم قدس سره (اڻ پڙهيل) فرمايو. هي ترجمو بلڪل حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما جي ارشاد مطابق آهي ۽ يقيناً سندن اُمِّي هجڻ سندن معجزن مان هڪ معجزو آهي، جو دنيا ۾ ڪنهن کان نه پڙهيا ۽ ڪتاب به اهو آندائون جنهن ۾ اڳين ۽ پوين جون خبرون ۽ غيبن جا علم آهن (خازن). ع خاڪي وبراوج عرش منزل :: امي وڪتاب خانه در دل. ٻيو ع امي ودقيقه دان عالم :: بي سايه وسائبان عالم. صلى الله عليه وسلم

وَالْاِنْجِيْلِ يَاْمُرُهُمْ بِالْمَعْرُوْفِ وَيَنْهٰهُمْ عَنِ الْمُنْكَرِ وَيُحِلُّ

انجيل ۾ ف۲۹۸ جيڪو انهن کي ڀلائي جو حڪم ڏيندو ۽ برائي کان منع فرمائيندو ۽ سٺيون

لَهُمُ الطَّيِّبٰتِ وَيُحَرِّمُ عَلَيْهِمُ الْخَبٰٓئِثَ وَيَضَعُ عَنْهُمْ اِصْرَهُمْ وَ

پاڪ شيون انهن جي واسطي حلال فرمائيندو ۽ پليت شيون انهن تي حرام ڪندو ۽ انهن کان اُهي

الْاَغْلٰلَ الَّتِيْ كَانَتْ عَلَيْهِمْ ؕ فَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا بِهٖ وَعَزَّرُوْهُ وَ

بوجهه ف۲۹۹ ۽ ڳچيءَ جا ڳٽ ف۳۰۰ جيڪي مٿن هئا لاهيندو ۽ جيڪي ان تي ايمان ف۳۰۱ آڻين ۽ سندس تعظيم ڪن

نَصَرُوْهُ وَاتَّبَعُوا النُّوْرَ الَّذِيْۤ اُنْزِلَ مَعَهٗۤ ۙ اُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُفْلِحُوْنَ ﴿۱۵۷﴾ ع ۱۹/۶/۹

۽ ان جي مدد ڪن ۽ ان نور جي پيروي ڪن، جيڪو ان سان گڏ نازل ٿيو ف۳۰۲ اُهي ئي بامراد آهن.

قُلْ يٰۤاَيُّهَا النَّاسُ اِنِّيْ رَسُوْلُ اللّٰهِ اِلَيْكُمْ جَمِيْعَا ۨ الَّذِيْ لَهٗ مُلْكُ

تون فرماءِ اي انسانو! بيشڪ مان توهان سڀني جي طرف ان الله جو رسول آهيان ف۳۰۳ جو آسمانن ۽ زمين

السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۚ لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ يُحْيٖ وَيُمِيْتُ ۪ فَاٰمِنُوْا بِاللّٰهِ وَ

جي بادشاهي انهيءَ جي آهي اُن کان سواءِ ڪو به معبود نه آهي، جياري ٿو ماري ٿو، پوءِ ايمان آڻيو

رَسُوْلِهِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ الَّذِيْ يُؤْمِنُ بِاللّٰهِ وَكَلِمٰتِهٖ وَاتَّبِعُوْهُ

الله ۽ ان جي امي رسول غيب جون خبرون ٻڌائيندڙ تي، جيڪو الله ۽ ان جي ڪلمن تي ايمان رکي ٿو

لَعَلَّكُمْ تَهْتَدُوْنَ ﴿۱۵۸﴾ وَمِنْ قَوْمِ مُوْسٰۤى اُمَّةٌ يَّهْدُوْنَ بِالْحَقِّ

۽ ان جي غلامي ڪريو ته توهان هدايت لهندؤ. ۽ موسيٰ جي قوم مان هڪ جماعت آهي جيڪا حق جي واٽ ٻڌائي

وَبِهٖ يَعْدِلُوْنَ ﴿۱۵۹﴾ وَقَطَّعْنٰهُمُ اثْنَتَيْ عَشْرَةَ اَسْبَاطًا اُمَمًا ؕ وَاَوْحَيْنَاۤ

ٿي ۽ انهيءَ سان ف۳۰۴ انصاف ڪري ٿي ۽ اسان انهن کي ورهايو ٻارهن قبيلن ۾ ٽولا ٽولا ڪري ۽

اِلٰى مُوْسٰۤى اِذِ اسْتَسْقٰىهُ قَوْمُهٗۤ اَنِ اضْرِبْ بِّعَصَاكَ الْحَجَرَ ۚ

اسان وحي موڪليو موسيٰ کي جڏهن انهيءَ کان سندس قوم ف۳۰۵ پاڻي گهريو ته هن پٿر تي لٺ هڻ

فَانْۢبَجَسَتْ مِنْهُ اثْنَتَا عَشْرَةَ عَيْنًا ؕ قَدْ عَلِمَ كُلُّ اُنَاسٍ

ته ان مان ٻارهن چشما ڦٽي نڪتا. ف۳۰۶ هر جماعت پنهنجو گهاٽ سڃاتائين

مَّشْرَبَهُمْ ؕ وَظَلَّلْنَا عَلَيْهِمُ الْغَمَامَ وَاَنْزَلْنَا عَلَيْهِمُ الْمَنَّ وَ

۽ اسان انهن تي ڪڪر کي ڇانو بڻايو ف۳۰۷ ۽ انهن تي مَن ۽ سلويٰ ورتو



ف۲۹۸ يعني توريت ۽ انجيل ۾ سندن نعت، صفت ۽ نبوت لکيل لهندا، حضرت عطا بن يسار، حضرت عبدالله بن عمرو رضي الله عنه کان محبوب سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن جون اُهي وصفون معلوم ڪيون، جيڪي* توريت ۾ مذڪور آهن، ان کان پوءِ ان پڙهڻ شروع ڪيو، اي نبي! اسان توهان کي شاهد، خوشخبري ڏيندڙ، ڊيڄاريندڙ ۽ اُمين جو نگهبان ڪري موڪليو. توهان منهنجا ٻانها ۽ رسول آهيو. مان توهان جو نالو متوڪل رکيو، نه بدخُلق آهيو نه بدمزاج، نه بازارن ۾ آواز بلند ڪرڻ وارا، نه برائيءَ کي برائيءَ سان ختم ڪرڻ وارا، پر خطاڪارن کي معاف ڪريو ٿا ۽ انهن تي احسان فرمايو ٿا. الله تعاليٰ توهان کي مٿي نه کڻائيندو جيستائين توهان جي برڪت سان اڻ سڌي ملت کي هن طرح صحيح نه فرمائي، جو ماڻهو صدق ۽ يقين سان گڏ لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ پڪارڻ لڳن ۽ توهان جي صدقي انڌيون اکيون ڏسندڙ، ٻوڙا ڪن ٻڌندڙ ۽ پردن ۾ ويڙهيل دليون کُلي وڃن ۽ حضرت ڪعب احبار کان حضور جن جي صفتن ۾ توريت شريف جو هي مضمون به منقول آهي ته الله تعاليٰ سندن صفت ۾ فرمايو ته مان کين هر خوبي جي قابل ڪندس ۽ هر سهڻو خُلق عطا فرمائيندس. دل جي اطمينان ۽ وقار کي سندن لباس بنائيندس، عبادتن ۽ احسان کي سندن شعار ڪندس، پرهيزگاري کي سندن ضمير ۽ حڪمت کي سندن راز، صدق ۽ وفا کي سندن طبيعت ۽ عفو ۽ ڪرم کي سندن عادت ۽ عدل کي سندن سيرت ۽ اظهارِ حق کي سندن شريعت، ۽ هدايت کي سندن امام ۽ اسلام کي سندن مِلت بڻائيندس. احمد سندن نالو آهي. مخلوق کي سندن صدقي ۾ گمراهيءَ کان پوءِ هدايت ۽ جهالت کان پوءِ علم ومعرفت ۽ گمناميءَ کان پوءِ رفعت ومنزلت عطا ڪندس ۽ سندن ئي برڪت سان قِلت کان پوءِ ڪثرت ۽ فقيريءَ کان پوءِ دولت ۽ تفرقي کان پوءِ محبت عنايت ڪندس. سندن جي بدولت مختلف قبيلن جي غير مجتمع خواهشن ۽ اختلاف رکڻ وارن دلين ۾ الفت پيدا ڪندس ۽ سندن اُمت کي سڀني اُمتن کان بهتر ڪندس. هڪ ٻي حديث ۾ توريت شريف مان حضور جن جون هي وصفون منقول آهن. منهنجي ٻانهي احمد مختار جي ولادت جي جاءِ مڪه مڪرمه ۽ هجرت مدينه طيبه آهي. سندن امت هر حال ۾ الله تعاليٰ جو گهڻو حمد ڪرڻ واري آهي. هي چند نقل حديثن مان پيش ڪيا ويا. الله تعاليٰ جا ڪتاب حضور محبوب سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن جي نعت ۽ صفت سان ڀريل هئا. ڪتابي هر زماني ۾ پنهنجي

* توريت ۾ مذڪور آهن. ان فرمايو حضور جون جيڪي وصفون قرآن ڪريم ۾ آيون آهن انهن مان ڪي وصفون

ڪتابن ۾ تغير ۽ تبديلي ڪندا رهيا ۽ انهن جي وڏي ڪوشش هِن تي مسلط رهي ته حضور جن جو ذڪر پنهنجن ڪتابن ۾ نالي ماتر به نه ڇڏيو. توريت ۽ انجيل وغيره انهن جي هٿن ۾ هئا، ان ڪري انهن کي ان ۾ ڪا ڏکيائي نه هئي، پر هزارين تبديليون ڪرڻ کان پوءِ به موجوده زماني جي بائيبل ۾ حضور محبوب سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن جي بشارت جو ڪجهه نشان باقي رهجي ئي ويو. جهڙيءَ طرح برٽش اينڊ فارين بائيبل سوسائٽي لاهور سن ۱۹۳۱ع جي ڇپيل بائيبل ۾ يوحنا جي انجيل جي چوڏهين باب جي سورهين آيت ۾ آهي" ۽ مان پيءُ کي درخواست ڪندس ته اهو توهان کي ٻيو مددگار بخشيندو، جو ابد تائين توهان سان گڏ رهي". لفظ مددگار تي حاشيه آهي، ان ۾ ان جي معنيٰ وڪيل يا شفيع لکيل آهي ته پوءِ هاڻي حضرت عيسيٰ عليه الصلوٰة والسلام کان پوءِ اهڙو واچڻ وارو، جيڪو شفيع هجي ۽ ابد تائين رهي يعني ان جو دين ڪڏهن منسوخ نه ٿئي، حضور محبوب سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن کان سواءِ ٻيو ڪير آهي؟ وري اٺتيهين تيهين آيت ۾ آهي: "۽ هاڻي مان توهان کي ان جي هجڻ کان اڳ ئي چئي ڇڏيو آهي ته اهو جڏهن ٿي وڃي ته توهان يقين ڪريو، ان کان پوءِ توهان سان گهڻيون ڳالهيون نه ڪندس، ڇوته دنيا جو سردار اچي ٿو ۽ مون ۾ ان جو ڪجهه نه آهي". ڪهڙي نه صاف خوشخبري آهي! ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام پنهنجي اُمت کي حضور جن جي ولادت جو ڪهڙو نه منتظر بڻايو ۽ ڪيترو نه شوق ڏياريو آهي!! ۽ دنيا جو سردار خاص محبوب سيد عالم جو ترجمو آهي ۽ هي فرمائڻ ته مون ۾ ان جو ڪجهه نه آهي، محبوب سائينءَ جي عظمت جو اظهار ۽ ان جي حضور ۾ پنهنجو ڪمالِ ادب ۽ انڪسار آهي. وري انهيءَ ڪتاب جي سورهين باب جي ستين آيت آهي" پر مان توهان کي سچ چوان ٿو ته منهنجو وڃڻ توهان جي لاءِ فائدي مند آهي، ڇوته جيڪڏهن مان نه وڃان ته اهو مددگار اوهان وٽ نه ايندو، پر جيڪڏهن ويندس ته ان کي توهان ڏانهن موڪليندس". هن ۾ حضور جن جي بشارت سان گڏ هِن جو به صاف اظهار آهي ته حضور جن خاتم الانبياء آهن. سندن ظهور تڏهن ئي ٿيندو، جڏهن حضرت عيسيٰ عليه السلام به تشريف وٺي وڃي: ان جي تيرهين آيت آهي. "پر جڏهن اهو يعني سچائيءَ جو روح ايندو ته توهان کي سموريءَ سچائيءَ جي واٽ ڏيکاريندو، هن ڪري جو اهو پنهنجي طرف کان نه چوندو، پر جيڪو ڪجهه ٻڌندو، سوئي چوندو ۽ توهان کي ايندڙ ڳالهين جو

السَّلْوٰى ؕ كُلُوْا مِنْ طَيِّبٰتِ مَا رَزَقْنٰكُمْ ؕ وَمَا ظَلَمُوْنَا وَلٰكِنْ كَانُوْۤا

لاٿو ، کائو اسان جون ڏنل پاڪ شيون ۽ انهن وٺ٣٠٥ اسان جو ڪو نقصان نہ ڪيو پر

اَنْفُسَهُمْ يَظْلِمُوْنَ ﴿۱۶۰﴾ وَاِذْ قِيْلَ لَهُمُ اسْكُنُوْا هٰذِهِ الْقَرْيَةَ وَكُلُوْا مِنْهَا

پنهنجو ئي نقصان ڪن ٿا. ۽ ياد ڪريو جڏهن انهن کي و٣٠٩ فرمايو ويو تہ هن شهر ۾ رهو و٣١٠ ۽ هن ۾

حَيْثُ شِئْتُمْ وَقُوْلُوْا حِطَّةٌ وَّادْخُلُوا الْبَابَ سُجَّدًا نَّغْفِرْ لَكُمْ

جيڪي وڻيو کائو ۽ چئو تہ گناه معاف ٿين ۽ دروازي مان سجدو ڪندي داخل ٿجو تہ اسان توهان جا گناه

خَطِيْٓـٰٔتِكُمْ ؕ سَنَزِيْدُ الْمُحْسِنِيْنَ ﴿۱۶۱﴾ فَبَدَّلَ الَّذِيْنَ ظَلَمُوْا مِنْهُمْ

بخشي ڇڏينداسين ، عنقريب نيڪن کي زياده عطا فرمائينداسون. پوءِ انهن مان ظالمن ڳالهہ متائي ڇڏي

قَوْلًا غَيْرَ الَّذِيْ قِيْلَ لَهُمْ فَاَرْسَلْنَا عَلَيْهِمْ رِجْزًا مِّنَ السَّمَآءِ بِمَا

ان جي خلاف جنهن ۾ جو انهن کي حڪم هو و٣١١ پوءِ اسان آسمان کان انهن تي عذاب موڪليو

كَانُوْا يَظْلِمُوْنَ ﴿۱۶۲﴾ وَسْـَٔلْهُمْ عَنِ الْقَرْيَةِ الَّتِيْ كَانَتْ حَاضِرَةَ الْبَحْرِ

سندن ظلم جي بدلي و٣١٢ ۽ انهن کان حال پڇ ان ڳوٺ جو جيڪو درياءَ جي ڪناري تي هو و٣١٣

اِذْ يَعْدُوْنَ فِي السَّبْتِ اِذْ تَاْتِيْهِمْ حِيْتَانُهُمْ يَوْمَ سَبْتِهِمْ

جڏهن اهي ڇنڇر جي باري ۾ حد کان لنگهيا و٣١٤ جڏهن ڇنڇر جي ڏينهن انهن جون مڇيون پاڻي ۾

شُرَّعًا وَّيَوْمَ لَا يَسْبِتُوْنَ ۙ لَا تَاْتِيْهِمْ ۚ كَذٰلِكَ ۚ نَبْلُوْهُمْ بِمَا كَانُوْا

تريندي انهن جي سامهون اينديون ۽ جيڪو ڏينهن ڇنڇر جو نہ هوندو نہ اينديون، اهڙي طرح اسان انهن کي آزمائيندا هئاسين

يَفْسُقُوْنَ ﴿۱۶۳﴾ وَاِذْ قَالَتْ اُمَّةٌ مِّنْهُمْ لِمَ تَعِظُوْنَ قَوْمَا ۙ اللّٰهُ

جي نافرماني سبب ۽ جڏهن انهن مان هڪڙي جماعت چيو انهن کي جو نصيحت ڪريو ٿا جن کي الله

مُهْلِكُهُمْ اَوْ مُعَذِّبُهُمْ عَذَابًا شَدِيْدًا ؕ قَالُوْا مَعْذِرَةً اِلٰى رَبِّكُمْ

هلاڪ ڪرڻ وارو آهي يا انهن کي سخت عذاب ڪرڻ وارو آهي، چيائون توهان جي رب جي دربار ۾ عذر پيش ڪرڻ جي

وَلَعَلَّهُمْ يَتَّقُوْنَ ﴿۱۶۴﴾ فَلَمَّا نَسُوْا مَا ذُكِّرُوْا بِهٖۤ اَنْجَيْنَا الَّذِيْنَ يَنْهَوْنَ

واسطي و٣١٥ ۽ شايد اهي ڊڄن و٣١٦ پوءِ جڏهن وساري ويٺا جيڪا انهن کي نصيحت ڪئي وئي اسان بچايو انهن کي

عَنِ السُّوْٓءِ وَاَخَذْنَا الَّذِيْنَ ظَلَمُوْا بِعَذَابٍۭ بَـِٔيْسٍۭ بِمَا كَانُوْا

جيڪي برائي کان منع ڪندا هئا ۽ ظالمن کي بدترين عذاب سان پڪڙ ڪئي سبب انهن جي نافرماني

منزل ٢

جون خبرون ڏيندو و٣٠ هن آيت ۾ حضور محبوب سردار عالم صلی الله عليه وآله وسلم جن جي تشريف آوري تي دين الاهي جي تڪميل ٿي ويندي ۽ پاڻ (محبوب سائين) سچائي جي واٽ (سچي دين) کي مڪمل ڪندا. انهيءَ مان نتيجو هي ٿو نڪري تہ ڪانهن بعد ڪو بہ نبي نہ ٿيندو ۽ هي ڪلمو تہ "پنهنجي طرفان نہ چوندو، جيڪي ڪجهہ ٻڌندو سو ئي چوندو" خاص مَا يَنْطِقُ عَنِ الْهَوٰى اِنْ هُوَ اِلَّا وَحْيٌ يُّوْحٰى جو ترجمو آهي ۽ هي جملو تہ "توهان کي ايندڙ زماني جون خبرون ڏيندو" ۾ صاف بيان آهي تہ اهي نبي ڪريم صلی الله عليه وسلم جن غيبي علمن جي تعليم فرمائيندا. جيئن قرآن ڪريم ۾ فرمايو ويو آهي يُعَلِّمُكُمْ مَّا لَمْ تَكُوْنُوْا تَعْلَمُوْنَ ۽ مَا هُوَ عَلَى الْغَيْبِ بِضَنِيْنٍ. و٢٩٩ يعني سخت تڪليفون، جهڙي طرح توبہ ۾ پنهنجو پاڻ کي قتل ڪرڻ ۽ جن عضون سان گناه صادر ٿين، تن جو ڪٽي ڇڏڻ. و٣٠٠ يعني سخت احڪام، جهڙي طرح بدن ۽ ڪپڙي جي، جنهن جاءِ کي پليتي لڳي، ان ڪپڙي کي قينچيءَ سان ڪٽي ڇڏڻ ۽ غنيمتن کي ساڙڻ ۽ گناهن جو جاين جي دروازن تي ظاهر ٿيڻ وغيره. و٣٠١ يعني منهنجو محبوب حضرت محمد مصطفیٰ احمد مجتبیٰ صلی الله عليه وسلم جن تي. و٣٠٢ هن نور مان قرآن شريف مراد آهي، جنهن سان مومن جي دل روشن ٿئي ٿي ۽ شڪ ۽ جهالت جون اونداهيون ختم ٿين ٿيون ۽ علم ۽ يقين جي روشني پکڙجي ٿي. و٣٠٣ هيءَ آيت محبوب سردار عالم صلی الله عليه وسلم جن جي عام رسالت جو دليل آهي تہ پاڻ سموري مخلوق جا رسول آهن ۽ سارو جهان سندن امت. بخاري ۽ مسلم جي حديث شريف آهي، محبوب سائينءَ جن فرمائن ٿا، پنج شيون مون کي اهڙيون عطا ٿيون، جو مون کان اڳ ٻئي ڪنهن کي نہ مليون. (١) هر نبي خاص قوم جي طرف مبعوث ٿيندو هو ۽ مان ڳاڙهي ۽ ڪاري جي طرف مبعوث فرمايو ويس. (٢) منهنجي لاءِ غنيمتون حلال ڪيون ويون ۽ مون کان اڳ ڪنهن جي لاءِ نہ ٿيون هيون. (٣) منهنجي لاءِ سموري زمين پاڪ ۽ پاڪ ڪرڻ واري (تيمم جي قابل) ۽ مسجد ڪئي وئي، جنهن کي جتي بہ نماز جو وقت اچي وڃي، اُتي ئي پڙهي ڇڏي. (٤) دشمن تي هڪ مهيني جي مسافري تائين منهنجو رعب وجهي ڪري، منهنجي مدد فرمائي وئي. (٥) ۽ مون کي شفاعت عنايت ڪئي وئي. مسلم شريف جي حديث ۾ هيءُ بہ آهي تہ مان سموري مخلوق جي طرف رسول بڻائي موڪليو ويو آهيان ۽ مون تي نبي سڳورا ختم ڪيا ويا. و٣٠٤ يعني حق سان. و٣٠٥ تيہ ۾. و٣٠٦ هر ٽولي جي لاءِ هڪ چشمو. و٣٠٧ تہ جيئن اُس کان امن ۾ رهن ۽ و٣٠٨ ناشڪري ڪري. و٣٠٩ بني اسرائيلن. و٣١٠ يعني بيت المقدس ۾. و٣١١ يعني حڪم تہ هو حِطَّةٌ چوندي دروازي ۾ داخل ٿيو. حِطَّةٌ، توبہ ۽ استغفار جو ڪلمو آهي، پر اهي ان جي جاءِ تي ٺٺولي طور "حنطة في شعرة" چوندي داخل ٿيا. و٣١٢ يعني عذاب موڪلڻ جو سبب سندن ظلم ۽ حڪم الاهي جي مخالفت ڪرڻ آهي. و٣١٣ حضور محبوب نبي ڪريم صلی الله عليه وسلم جن کي خطاب آهي تہ توهان پنهنجي ويجهو رهڻ وارن يهودين جهڙن طور، ان ڳوٺ وارن جو حال معلوم فرمايو. هن سوال مان مقصد هي هو تہ ڪافرن تي ظاهر ڪيو وڃي تہ ڪفر ۽ نافرماني سندن پراڻو دستور آهي جنهن محبوب سردار عالم صلی الله عليه وسلم جن جي نبوت ۽ محبوب سائينءَ جي معجزن جو انڪار ڪرڻ انهن جي لاءِ ڪا نئين ڳالهہ نہ آهي، انهن جا ڳيان بہ ڪفر تي جميا رهيا آهن. ان کان پوءِ انهن جي اسلاف جو بيان فرمايو ويو تہ اهي حڪم الاهي جي مخالفت جي سبب باندرن ۽ سوئرن جي شڪل ۾ مسخ ڪيا ويا. هن ڳوٺ ۾ اختلاف آهي تہ اهو ڪهڙو هو؟ حضرت ابن عباس رضی الله عنهما فرمايو تہ اهو مصر ۽ مديني جي وچ ۾ هڪ ڳوٺ آهي. هڪ قول هي آهي تہ مدين ۽ طور جي وچ ۾ آهي. زهري چيو تہ اهو ڳوٺ طبريہ شام آهي ۽ حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما جي هڪ روايت ۾ آهي تہ اهو مدين آهي. ڪن چيو آهي تہ اهو ايلہ آهي والله تعالیٰ اعلم. و٣١٤ جو منع جي باوجود ڇنڇر جي ڏينهن شڪار ڪندا هئا. ان ڳوٺ جا ماڻهو ٽن ٽولن ۾ تقسيم ٿي ويا هئا. هڪ ٽولي جا اهڙا ماڻهو هئا، جيڪي شڪار کان پري رهيا ۽ شڪار ڪرڻ وارن کي منع ڪندا هئا. (٢) اهو ٽولو خاموش هو، ٻين کي منع نہ ڪندا هئا ۽ منع ڪرڻ وارن کي چوندا هئا تہ اهڙي قوم کي ڇو نصيحت ڪريو ٿا، جن کي الله تعالیٰ هلاڪ ڪرڻ وارو آهي. (٣) انهيءَ ٽولي جا ماڻهو خطاڪار هئا، جن حڪم الاهي جي مخالفت ڪئي ۽ شڪار ڪيو ۽ کاڌو ۽ وڪيو. جڏهن اهي ان نافرماني کان باز نہ آيا تہ منع ڪرڻ واري ٽولي چيو تہ اسان توهان سان ملي ڪانہ رهنداسين ۽ انهن ڳوٺ کي تقسيم ڪري وچ ۾ هڪ ڀت ڪڙي ڪئي ۽ انهن پنهنجو اچ وڃ وارو دروازو بہ الڳ ٺاهيو. جتان ايندا ويندا هئا. حضرت دائود عليه السلام خطا ڪارن تي لعنت ڪئي. هڪڙي ڏينهن منع ڪرڻ وارن ڏٺو تہ خطا ڪارن مان ڪو بہ نہ نڪتو تہ انهن سمجهيو تہ شايد اڄ شراب جي نشي

يَفْسُقُوْنَ ﴿١٦٥﴾ فَلَمَّا عَتَوْا عَنْ مَّا نُهُوْا عَنْهُ قُلْنَا لَهُمْ كُوْنُوْا قِرَدَةً

جي سبب . پوءِ جڏهن انهن منع جي حڪم کان سرڪشي ڪئي ته اسان انهن کي فرمايو ته ٿيو ٻانڊر

خٰسِئِيْنَ ﴿١٦٦﴾ وَاِذْ تَاَذَّنَ رَبُّكَ لَيَبْعَثَنَّ عَلَيْهِمْ اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ

ترڙيل ف٣١٧ ۽ جڏهن تنهنجي رب حڪم ٻڌايو ته ضرور مقرر ڪندو انهن تي ڏينهن تائين انهن ف٣١٨ تي اهڙي کي موڪليندو رهندو

مَنْ يَّسُوْمُهُمْ سُوْٓءَ الْعَذَابِ ۭ اِنَّ رَبَّكَ لَسَرِيْعُ الْعِقَابِ ښ وَاِنَّهٗ

جيڪو انهن کي بدترين تڪليف ڏيندو ف٣١٩ بيشڪ تنهنجو رب ضرور جلد عذاب ڏيندڙ آهي ف٣٢٠ ۽

لَغَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿١٦٧﴾ وَقَطَّعْنٰهُمْ فِي الْاَرْضِ اُمَمًا ۚ مِنْهُمُ الصّٰلِحُوْنَ

بيشڪ اهو بخشڻهار مهربان آهي ف٣٢١ ۽ اسان انهن کي زمين ۾ جدا جدا ڪيو ٽولن ۾ انهن

وَمِنْهُمْ دُوْنَ ذٰلِكَ ۡ وَبَلَوْنٰهُمْ بِالْحَسَنٰتِ وَالسَّيِّاٰتِ لَعَلَّهُمْ

۾ ڪجھ نيڪ آهن ف٣٢٢ ۽ ڪجھ ٻي طرح جا ف٣٢٣ ۽ اسان انهن کي چڱاين ۽ براين سان آزمايو

يَرْجِعُوْنَ ﴿١٦٨﴾ فَخَلَفَ مِنْۢ بَعْدِهِمْ خَلْفٌ وَّرِثُوا الْكِتٰبَ

من اهي رجوع ڪن. ف٣٢٤ پوءِ انهن جي جاءِ تي اهي ف٣٢٥ نالائق آيا جيڪي ڪتاب جا وارث ٿيا

يَاْخُذُوْنَ عَرَضَ هٰذَا الْاَدْنٰى وَيَقُوْلُوْنَ سَيُغْفَرُ لَنَا ۚ وَاِنْ

ف٣٢٦ هن دنيا جو مال وٺن ٿا ف٣٢٧ ۽ چون ٿا هاڻي اسان جي بخشش ٿيندي ف٣٢٨ ۽ جيڪڏهن

يَّاْتِهِمْ عَرَضٌ مِّثْلُهٗ يَاْخُذُوْهُ ۭ اَلَمْ يُؤْخَذْ عَلَيْهِمْ مِّيْثَاقُ

اهڙو ٻيو مال انهن وٽ پهچي ته وٺي ڇڏن ف٣٢٩ ڇا انهن کان ڪتاب ۾ واعدو نه ورتو

الْكِتٰبِ اَنْ لَّا يَقُوْلُوْا عَلَى اللّٰهِ اِلَّا الْحَقَّ وَدَرَسُوْا مَا فِيْهِ ۭ وَ

ويو هو ته الله جي طرف نسبت نه ڪن مگر حق جي ۽ انهن ان کي پڙهيو به ف٣٣٠ ۽ بيشڪ

الدَّارُ الْاٰخِرَةُ خَيْرٌ لِّلَّذِيْنَ يَتَّقُوْنَ ۭ اَفَلَا تَعْقِلُوْنَ ﴿١٦٩﴾ وَالَّذِيْنَ

آخرت جو گهر بهتر آهي پرهيزگارن جي واسطي ف٣٣١ پوءِ ڇا توهان کي عقل نه آهي ۽ اهي جيڪي

يُمَسِّكُوْنَ بِالْكِتٰبِ وَاَقَامُوا الصَّلٰوةَ ۭ اِنَّا لَا نُضِيْعُ اَجْرَ

ڪتاب کي مضبوطي سان پڪڙيندا آهن ف٣٣٢ ۽ نماز کي قائم رکندا آهن، اسان نيڪن جو اجر نه

الْمُصْلِحِيْنَ ﴿١٧٠﴾ وَاِذْ نَتَقْنَا الْجَبَلَ فَوْقَهُمْ كَاَنَّهٗ ظُلَّةٌ وَّظَنُّوْٓا

وڃائيندا آهيون . ۽ جڏهن اسان انهن تي پهاڙ کي بيهاريو ڄڻ اهو ڇٽي آهي ۽ سمجهيا ته



۾ بيهوش ٿي ويا آهن جو نه نڪتا آهن! تنهن ڪري هي انهن کي ڏسڻ لاءِ پٽ تي چڙهيا، ڇا! ڏسن اهي سمورا ٻانڊرن وانگر ٿي چڪا هئا. پر جڏهن اهي دروازو کولي انهن وٽ ويا ته انهن (ٻانڊرن) هنن کي سڃاتو ورتو ۽ ويجها اچي سندن ڪپڙن کي سنگهڻ لڳا، مگر هنن انهن (ٻانڊرن) مان ڪنهن کي نه سڃاتو. تڏهن هنن ٻانڊرن کي چيو ته ڇا! اسان توهان کي نه روڪيو هو. انهن پنهنجي سر (متي) کي لوڏي چيو ته هائو پوءِ اهي سمورا هلاڪ ڪيا ويا ۽ روڪڻ وارا سلامت رهيا. ف٣١٥ ته جيئن اسان تي نهي عن المنڪر ڇڏي ڏيڻ جو الزام عائد نه رهي. ف٣١٦ ۽ اهي نصيحت مان فائدو حاصل ڪري سگهن.

ف٣١٧ اهي ٻانڊر ٿي ويا ۽ ٽي ڏينهن انهيءَ حال ۾ رهي هلاڪ ٿي ويا.

ف٣١٨ يهودين.

ف٣١٩ جهڙيءَ طرح انهن تي الله تعالىٰ، بخت نصر، سنجاريب ۽ روم جي بادشاهن کي موڪليو جن انهن کي سخت تڪليفون ڏنيون ۽ قيامت تائين انهن تي جزيو ۽ خواري لازم ٿي. ف٣٢٠ انهن لاءِ جيڪي ڪفر تي قائم رهيا. هن آيت مان ثابت ٿيو ته انهن تي هميشه عذاب رهندو دنيا ۾ به ۽ آخرت ۾ به.

ف٣٢١ انهن کي، جيڪي الله جي فرمانبرداري ڪن ۽ ايمان آڻن

ف٣٢٢ الله تعالىٰ ۽ رسول ڪريم جن تي ايمان آندو ۽ دين تي ثابت رهيا.

ف٣٢٣ جن نافرماني ڪئي ۽ جن ڪفر ڪيو ۽ دين ۾ تبديلي ڪئي.

ف٣٢٤ ڀلاين مان نعمت ۽ راحت، براين مان سختي ۽ تڪليف مراد آهي.

ف٣٢٥ جن جا ٻه قسم بيان فرمايا ويا.

ف٣٢٦ يعني توريت جا جيڪي انهن پنهنجي اڳين کان حاصل ڪيو ۽ ان جي امر نهي ۽ تحليل و تحريم وغيره مضمونن تي مطلع ٿيا. مدارڪ ۾ آهي ته هي اهي ماڻهو آهن، جيڪي رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي زماني ۾ هئا، انهن جي هيءَ حالت آهي ته.

ف٣٢٧ بطور رشوت جي احڪام جي تبديلي ۽ ڪلام جي ڦير ڦار تي ۽ اهي ڄاڻن به ٿا ته اهو حرام آهي، پر پوءِ به ان وڏي گناهه تي اصرار ڪندڙ آهن.

ف٣٢٨ ۽ انهن گناهن تي اسان کي ڪا پڪڙ نه ٿيندي. ف٣٢٩ ۽ آئنده به گناهه ڪندا هلندا رهن. سديءَ چيو ته بني اسرائيلن ۾ ڪو اهڙو قاضي نه هوندو هو، جيڪو رشوت نه وٺي. جڏهن اُن کي چيو ويندو هو ته تون رشوت ڇو وٺين ٿو؟ چوندو هو ته اهو گناهه بخشيو ويندو. ان جي زماني ۾ ٻيا ان تي طعنا ڪندا هئا، پر جڏهن اهو مري ويندو هو يا معزول ڪيو ويندو هو ته اهي ٻيا طعن ڪرڻ وارا ان جي جڳهه تي حاڪم ۽ قاضي ٿيندا هئا ته اهي به اهڙيءَ طرح رشوت وٺندا هئا. ف٣٣٠ پران جي باوجود انهن ان جي برخلاف ڪيو. توريت ۾ گناهه تي اصرار ڪرڻ واري جي لاءِ مغفرت جو وعدو نه هو ته پوءِ انهن جو گناهه ڪرڻ، توبه نه ڪرڻ ۽ ان تي هي چوڻ ته اسان کي پڪڙ نه ٿيندي، سو الله تعالىٰ تي بهتان آهي.

ف٣٣١ جيڪي الله تعالىٰ جي عذاب کان ڊڄن ۽ رشوت ۽ حرام کان بچن ۽ اُن جي فرمانبرداري ڪن. ف٣٣٢ ۽ ان جي مطابق عمل ڪن ٿا ۽ اُن جي سمورن حڪمن کي مڃين ٿا ۽ ان ۾ ڦيرڦار ۽ تبديلي جائز نه ٿا رکن. شان نزول: هيءَ آيت ڪتابين مان حضرت عبد الله بن سلام وغيره اهڙن صحابين جي حق ۾ نازل ٿي، جن پهرين ڪتاب جي تابعداري ڪئي، ان جي تحريف نه ڪئي، ان جي مضمونن کي نه لڪايو، ان ڪتاب جي تابعداريءَ جي بدولت انهن کي قرآن پاڪ تي ايمان نصيب ٿيو (خازن ۽ مدارڪ).

أَنَّهُ وَاقِعٌ بِهِمْ خُذُوا مَا آتَيْنَاكُمْ بِقُوَّةٍ وَاذْكُرُوا مَا فِيهِ لَعَلَّكُمْ

ا هو انهن تي ڪري پوندو ف٣٣٣ طاقت سان وٺو جيڪو اسان توهان کي ڏنو ف٣٣٤ ۽ ياد ڪريو جيڪي ان ۾ آهي مَن توهان

تَتَّقُونَ ﴿١٧١﴾ وَإِذْ أَخَذَ رَبُّكَ مِنْ بَنِي آدَمَ مِنْ ظُهُورِهِمْ

پرهيزگار ٿي وڃو. ۽ اي محبوب ياد ڪريو جڏهن توهان جي رب آدم جي اولاد جي پُٺ مان انهن جو نسل ڪڍيو

ذُرِّيَّتَهُمْ وَأَشْهَدَهُمْ عَلَىٰ أَنْفُسِهِمْ أَلَسْتُ بِرَبِّكُمْ قَالُوا

۽ انهن کي پاڻ انهن تي شاهد ڪيائين ڇا مان توهان جو رب نه آهيان ف٣٣٥ سڀ چيو چونه، اسان شاهد ٿيا سين ف٣٣٦ ته

بَلَىٰ شَهِدْنَا أَنْ تَقُولُوا يَوْمَ الْقِيَامَةِ إِنَّا كُنَّا عَنْ هَٰذَا غَافِلِينَ ﴿١٧٢﴾

متان قيامت جي ڏينهن چئو ته اسان کي ان جي خبر ڪا نه هئي. ف٣٣٧

أَوْ تَقُولُوا إِنَّمَا أَشْرَكَ آبَاؤُنَا مِنْ قَبْلُ وَكُنَّا ذُرِّيَّةً مِنْ

يا متان چئو ته شرڪ ته اڳي اسان جي ابن ڏاڏن ڪيو هو. اسان ته انهن کان پوءِ جا ٻار

بَعْدِهِمْ أَفَتُهْلِكُنَا بِمَا فَعَلَ الْمُبْطِلُونَ ﴿١٧٣﴾ وَكَذَٰلِكَ نُفَصِّلُ

آهيون ف٣٣٨ پوءِ ڇا تون اسان کي ان ڪم جي ڪري هلاڪ ڪندين جيڪو باطل وارن ڪيو. ف٣٣٩ ۽ اسان اهڙي طرح آيتون

الْآيَاتِ وَلَعَلَّهُمْ يَرْجِعُونَ ﴿١٧٤﴾ وَاتْلُ عَلَيْهِمْ نَبَأَ الَّذِي آتَيْنَاهُ

تفصيل سان بيان ڪندا آهيون ف٣٤٠ ۽ هن جي لاءِ ته من اهي موٽي اچن ف٣٤١ ۽ اي محبوب انهن کي حال ٻڌاءِ انهي شخص جو جنهن کي اسان پنهنجون

آيَاتِنَا فَانْسَلَخَ مِنْهَا فَأَتْبَعَهُ الشَّيْطَانُ فَكَانَ مِنَ الْغَاوِينَ ﴿١٧٥﴾

آيتون ڏنيون ف٣٤٢ پوءِ اهو انهن کان صاف نڪري ويو ف٣٤٣ پوءِ شيطان انهي پنيان لڳو ته گمراهن مان ٿي پيو

وَلَوْ شِئْنَا لَرَفَعْنَاهُ بِهَا وَلَٰكِنَّهُ أَخْلَدَ إِلَى الْأَرْضِ وَاتَّبَعَ

۽ اسان گهرون ها ته آيتن جي سبب ان کي مٿي کڻون ها ف٣٤٤ مگر اهو ته زمين کي پڪڙي بيٺو ف٣٤٥ ۽ پنهنجي خواهش

هَوَاهُ ۚ فَمَثَلُهُ كَمَثَلِ الْكَلْبِ إِنْ تَحْمِلْ عَلَيْهِ يَلْهَثْ أَوْ

جو تابع ٿيو. پوءِ ان جو حال ڪتي وانگر آهي جيڪڏهن تون ان تي حملو ڪرين ته زبان ٻاهر ڪڍي ۽ ان کي ڇڏ ڏين

تَتْرُكْهُ يَلْهَثْ ۚ ذَٰلِكَ مَثَلُ الْقَوْمِ الَّذِينَ كَذَّبُوا بِآيَاتِنَا ۚ

ته به زبان ٻاهر ڪڍي ف٣٤٦ هي آهي حال انهن جو جن اسان جي آيتن کي ڪوڙو سمجهيو

فَاقْصُصِ الْقَصَصَ لَعَلَّهُمْ يَتَفَكَّرُونَ ﴿١٧٦﴾ سَاءَ مَثَلًا الْقَوْمُ

پوءِ تون نصيحت ٻڌاءِ مَن اهي ڌيان ڏين. ڪهڙو نه بُرو مثال آهي انهي قوم جو

ف٣٣٣ جڏهن بني اسرائيلن سخت تڪليفن جي سبب توريت جي احڪامن کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو ته حضرت جبرائيل، الله تعالیٰ جي حڪم سان هڪ جبل (جنهن جو مقدار سندن لشڪر جي برابر هڪ فرسنگ ويڪرو ۽ هڪ فرسنگ ڊگهو هو) کڻي ڪري سائبان وانگر سندن سردارن جي وچهوڪيو ۽ کين چيو ويو ته توريت جا احڪام قبول ڪريو، نه ته هي توهان تي ڪيرايو ويندو. جبل کي مٿان ويجهو ڏسي سمورا سجدي ۾ هن طرح ڪري پيا ته کاٻو ڳٽو ۽ ڀرون ته انهن سجدي ۾ رکيو مگر ساڄي اک سان جبل کي ٿي ڏسندا رهيا ته متان ڪٿي ڪري نه پوي. اهڙي طرح اڄ تائين يهودين جي سجدي جو اهوئي حال آهي. ف٣٣٤ ارادي ۽ ڪوشش سان.

ف٣٣٥ حديث ۾ آهي ته الله تعالیٰ، حضرت آدم عليه السلام جي پُٺيءَ مان سندس اولاد ڪڍي ۽ انهن کان واعدو ورتو. آيتن ۽ حديثن ٻنهي تي نظر ڪرڻ سان هي معلوم ٿئي ٿو ته اولاد جو ڪڍڻ هن سلسلي سان هو جهڙي طرح دنيا ۾ هڪ ٻئي مان پيدا ٿيندا ۽ انهن جي لاءِ ربوبيت وحدانيت جا دليل قائم ڪري ۽ عقل ڏيئي ڪري کانئن پنهنجي ربوبيت جي شاهدي طلب فرمايائين. ف٣٣٦ پنهنجي مٿان ۽ اسان تنهنجي ربوبيت ۽ وحدانيت جو اقرار ڪيو، هي شاهد ڪرڻ ان لاءِ آهي.

ف٣٣٧ اسان کي تنبيه ڪا به نه ڪئي ويئي هئي. ف٣٣٨ جيئن انهن کي ڏٺو سين، انهن جي تابعداري ۽ اقتدا ۾ ايئن ئي ڪندا رهيا سين.

ف٣٣٩ هي عذر ڪرڻ جو موقعو نه رهيو جڏهن ته انهن کان وعدو ورتو ويو ۽ وٽن رسول آيا ۽ انهن ان واعدي کي ياد ڏياريو ۽ توحيد تي دليل ڏنا. ف٣٤٠ ته جيئن پاڻ سوچ ۽ ويچار ڪري حق ۽ ايمان قبول ڪن.

ف٣٤١ شرڪ ۽ ڪفر کان توحيد ۽ ايمان جي طرف ۽ معجزن جي مالڪ نبيءَ جي ٻڌائڻ سان پنهنجي عهد ۽ ميثاق کي ياد ڪن ۽ ان جي مطابق عمل ڪن. ف٣٤٢ يعني بلعم باعور، جنهن جو واقعو مفسرن هن طرح بيان ڪيو آهي ته جڏهن حضرت موسیٰ عليه السلام جبارين سان جنگ جو ارادو ڪيو ۽ شام جي زمين ۾ نزول فرمايو ته بلعم باعور جي قوم ان وٽ آئي ۽ کيس چوڻ لڳي ته حضرت موسیٰ عليه السلام تمام تيز طبيعت آهي ۽ ساڻس گهڻو لشڪر آهي اهو هتي آيو آهي، اسان کي اسان جي گهرن مان ڪڍيندو ۽ قتل ڪندو ۽ اسان جي جاءِ تي بني اسرائيلن کي هن سرزمين ۾ آباد ڪندو. تو وٽ اسم اعظم آهي ۽ تنهنجي دُعا قبول ٿيندي آهي، تون نڪر ۽ الله تعالیٰ کان دُعا گهُر ته الله تعالیٰ انن کي هتان هٽائي. بلعم باعور چيو، توهان جو بُرو وڃي، حضرت موسیٰ عليه السلام نبي آهي ۽ ساڻس گڏ ملائڪ آهن ۽ ايمان وارا ماڻهو آهن. مان ڪيئن انهن لاءِ بددعا گهُران، مان ڄاڻان ٿو جيڪو الله تعالیٰ وٽ ان جو مرتبو آهي. جيڪڏهن مان ايئن ڪريان ته منهنجي دنيا ۽ آخرت برباد ٿي ويندي. مگر قوم ان تي اصرار ڪندي رهي ۽ گهڻي زور زاري سان انهن پنهنجو سوال جاري رکيو، تڏهن بلعم باعور چيو ته مان پنهنجي رب جي مرضي معلوم ڪريان ۽ ان جو اهوئي طريقو هو ته جڏهن دعا گهرندو هو ته پهريائين الله پاڪ جي مرضي معلوم ڪندو هو ۽ خواب اندر ان جو جواب ملي ويندو هيس. اهڙي طرح هن ڀيري به ان کي اهوئي جواب مليو ته حضرت موسیٰ عليه السلام ۽ سندس ساٿين جي خلاف دُعا نه ڪجانءِ. ان قوم کي چيائين ته مان پنهنجي رب کان اجازت گهري، مگر منهنجي رب انهن لاءِ بددُعا گهرڻ کان منع فرمائي ڇڏي: تڏهن قوم ان کي هديا ۽ نذرانا ڏنا جيڪي ان قبول ڪيا ۽ قوم پنهنجو سوال جاري رکيو ته وري ٻيءَ ڀيري بلعم باعور رب تبارڪ وتعالیٰ کان اجازت گهري، ان جو ڪو جواب نه مليو. اُن قوم کي چيائين ته مون کي هن ڀيري ڪجهه به جواب نه مليو. قوم جا ماڻهو چوڻ لڳا ته جيڪڏهن الله تعالیٰ کي منظور نه هجي ها ته اڳي وانگر ڀيهر به منع فرمائي ها ۽ قوم جو زور ۽ اصرار اڃا به وڌيڪ ٿيو ايستائين جو انهن ان کي فتني ۾ وجهي ڇڏيو ۽ آخرڪار مجبور ٿي اهو بددُعا گهرڻ لاءِ جبل تي چڙهيو ۽ جيڪا بددُعا گهريائين ٿي، تنهن کي الله تعالیٰ سندس قوم جي طرف ڦيرائي ڇڏيو پئي ۽ جيڪا پنهنجي قوم لاءِ خير جي دُعا گهريائين ٿي، پنهنجي قوم جي بجاءِ بني اسرائيل جو نالو سندس زبان تي اچي پئي ويو. قوم چيو ته اي بلعم ! هي ڇا ڪري رهيو آهين؟ بني اسرائيلن لاءِ نيڪ ۽ اسان جي لاءِ بد دُعا گهرين ٿو. چيائين هي منهنجي اختيار جي ڳالهه نه آهي. منهنجي زبان منهنجي قبضي ۾ نه آهي ۽ سندس زبان ٻاهر نڪري پيئي ۽ اُن قوم کي چيو ته منهنجي دُنيا ۽ آخرت ٻئي برباد ٿي ويون. هن آيت ۾ ان جو بيان آهي. ف٣٤٣ ۽ ان جي تابعداري نه ڪيائين. ف٣٤٤ ۽ بلند درجو عطا فرمائي نيڪن جي منزل ۾ پهچايون ها. ف٣٤٥ ۽ دُنيا جو مفتون ٿي ويو. ف٣٤٦ هي هڪ ذليل جانور سان تشبيهه آهي جو دُنيا جو حرص رکڻ وارو جيڪڏهن ان کي نصيحت ڪريو ته فائدي مند

الَّذِيْنَ كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا وَاَنْفُسَهُمْ كَانُوْا يَظْلِمُوْنَ ﴿۱۷۷﴾ مَنْ يَّهْدِ

جنهن اسان جي آيتن کي ڪوڙ ڀانيو ۽ پنهنجي ذات سان ئي ظلم ڪيائون ٿي . جنهن کي الله راهه

اللّٰهُ فَهُوَ الْمُهْتَدِيْ ۚ وَمَنْ يُّضْلِلْ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْخٰسِرُوْنَ ﴿۱۷۸﴾

ڏيکاري پوءِ اهيوئي هدايت وارو آهي ۽ جنهن کي گمراهه ڪري ته پوءِ اهي ئي نقصان ۾ رهيا

وَلَقَدْ ذَرَاْنَا لِجَهَنَّمَ كَثِيْرًا مِّنَ الْجِنِّ وَالْاِنْسِ ۖ لَهُمْ قُلُوْبٌ

بيشڪ اسان جهنم جي واسطي پيدا ڪيا گهڻيئي جن ۽ انسان وف۳۴۷ اهي دل رکن ٿا جنهن

لَّا يَفْقَهُوْنَ بِهَا ۫ وَلَهُمْ اَعْيُنٌ لَّا يُبْصِرُوْنَ بِهَا ۫ وَلَهُمْ اٰذَانٌ

۾ سمجهه نه آهي وف۳۴۸ ۽ انهن کي اکيون آهن جن سان ڏسن نه ٿا وف۳۴۹ ۽ ڪن به جن سان

لَّا يَسْمَعُوْنَ بِهَا ؕ اُولٰٓئِكَ كَالْاَنْعَامِ بَلْ هُمْ اَضَلُّ ؕ اُولٰٓئِكَ هُمُ

ٻڌن نه ٿا وف۳۵۰ اهي چوپاين وانگر آهن وف۳۵۱ بلڪ انهن کان به وڌيڪ گمراهه وف۳۵۲ اهي ئي غفلت

الْغٰفِلُوْنَ ﴿۱۷۹﴾ وَلِلّٰهِ الْاَسْمَآءُ الْحُسْنٰى فَادْعُوْهُ بِهَا ۪ وَذَرُوا

۾ پيل آهن . ۽ الله جي واسطي ئي آهن گهڻا سهڻا نالا وف۳۵۳ پوءِ ان کي انهن سان پڪاريو ۽ انهن کي ڇڏي

الَّذِيْنَ يُلْحِدُوْنَ فِيْٓ اَسْمَآئِهٖ ؕ سَيُجْزَوْنَ مَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿۱۸۰﴾

ڏيو جيڪي ان جي نالن ۾ حق کان نڪري وڃن ٿا وف۳۵۴ انهن کي جلدي سندن عملن جو بدلو ملندو.

وَمِمَّنْ خَلَقْنَآ اُمَّةٌ يَّهْدُوْنَ بِالْحَقِّ وَبِهٖ يَعْدِلُوْنَ ﴿۱۸۱﴾ وَالَّذِيْنَ

۽ اسان جي پيدا ڪيل انسانن مان هڪڙي جماعت آهي جيڪا حق ٻڌائي ٿي ۽ انهيءَ سان انصاف ڪري ٿي وف۳۵۵ ۽ جن اسان

كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا سَنَسْتَدْرِجُهُمْ مِّنْ حَيْثُ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿۱۸۲﴾ وَاُمْلِيْ

جي آيتن کي ڪوڙ ڀانيو عنقريب اسان انهن کي آهستي آهستي وف۳۵۶ عذاب جي طرف وٺي وينداسين جتان انهن کي خبر به نه هوندي،

لَهُمْ ؕ اِنَّ كَيْدِيْ مَتِيْنٌ ﴿۱۸۳﴾ اَوَلَمْ يَتَفَكَّرُوْا ٚ مَا بِصَاحِبِهِمْ

۽ مان انهن کي ڍر ڏيندس وف۳۵۷ بيشڪ منهنجي مخفي تدبير مضبوط آهي وف۳۵۸ ڇا انهن نه سوچيو ته انهن جي سائي کي جنون (چريائپ) سان ڪو

مِّنْ جِنَّةٍ ؕ اِنْ هُوَ اِلَّا نَذِيْرٌ مُّبِيْنٌ ﴿۱۸۴﴾ اَوَلَمْ يَنْظُرُوْا فِيْ مَلَكُوْتِ

واسطو نه آهي، اهو ته فقط صاف ڊيڄاريندڙ آهي وف۳۵۹ ڇا انهن نظر نه ڪئي آسمانن ۽ زمين

السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَمَا خَلَقَ اللّٰهُ مِنْ شَيْءٍ ۙ وَّاَنْ عَسٰٓى

جي بادشاهي ۾ ۽ جيڪا شيءِ الله پيدا ڪئي وف۳۶۰ ۽ هيءُ ته شايد انهن جو واعدو



نه آهي، حرص ۾ مبتلا رهي ٿو جي ڇڏي ته ڀي ته پوءِ انهيءَ حرص جو گرفتار جهڙيءَ طرح زبان ڪيڍڻ ڪتي جي لازمي طبيعت آهي، ايئن ئي حرص انهن لاءِ لازمي ٿي ويو آهي.

وف۳۴۷ يعني ڪافر، جيڪي الله تعالیٰ جي آيتن ۾ تدبر کان ڪم نه ٿا وٺن ۽ انهن جو ڪافر هجڻ الله تعالیٰ جي ازلي علم ۾ آهي. وف۳۴۸ يعني حق کان منهن موڙي الله تعالیٰ جي آيتن ۾ تدبر ڪرڻ کان محروم ٿي ويا ۽ اهوئي دل جو خاص ڪم هو. وف۳۴۹ حق ۽ هدايت جي وات ۽ الله تعالیٰ جون آيتون ۽ توحيد جا دليل. وف۳۵۰ وعظ ۽ نصيحت کي قبوليت جي ڪنن ۽ دل ۽ حواس رکڻ جي باوجود اهي دين جي امور ۾ انهن کان فائدو حاصل نه ٿا ڪن. انهي ڪري. وف۳۵۱ پنهنجي دل ۽ حواس سان مدارڪ علميه ۽ معارف ربانيه جي سمجهه نه ٿا رکن. کائڻ، پيئڻ جي دنيوي ڪمن ۾ سمورا حيوان به پنهنجي حواس کان ڪم وٺن ٿا. انسان به ايترو ئي ڪندو رهيو ته ان کي جانورن تي ڪهڙي فضيلت!؟

وف۳۵۲ چونه جانور به پنهنجي نفعي جي طرف وڌي ٿو ۽ نقصان کان بچي ٿو ۽ ان کان پٺتي هٽي وڃي ٿو ۽ ڪافر جهنم جي وات هلي ڪري پنهنجو نقصان اختيار ڪري ٿو ته پوءِ اهو ان کان بدتر ٿيو. ماڻهو روحاني شهواني، آسماني ۽ زميني آهي. جڏهن ان جو روح شهوتن تي غالب ٿي وڃي ٿو ته تڏهن ملائڪن کان فائق ٿي وڃي ٿو ۽ جڏهن شهوتون روح تي غلبو حاصل ڪري وڃن ٿيون ته پوءِ اهو انسان زمين جي جانورن کان بدتر ٿي وڃي ٿو. وف۳۵۳ حديث شريف ۾ آهي ته الله تعالیٰ جا نوانوي نالا يا دڪري جنهن ورتا، سو جنتي ٿيو. عالمن جو ان تي اتفاق آهي ته الله تعالیٰ جا نالا نوانوي ۾ منحصر نه آهن. حديث جو مقصد صرف هي آهي ته ايترن نالن جي ياد ڪرڻ سان انسان جنتي ٿي وڃي ٿو. شان نزول:- ابوجهل چيو هو ته محمد (مصطفیٰ صلی الله عليه وسلم) جي دعویٰ ته هيءَ آهي ته اُهي هڪ پروردگار جي عبادت ڪن ٿا، ۽ وري اهي الله ۽ رحمٰن ٻنهي کي جو پڪارن ٿا؟ اُن تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ ان جاهل بي سمجهه کي ٻڌايو ويو ته معبود ته هڪ ئي آهي، ليڪن ان جا نالا گهڻا آهن. وف۳۵۴ ان جي نالن ۾ حق ۽ استقامت مان نڪرڻ گهڻن طريقن تي آهي. مسائل:- هڪ هي ته ان جي نالن کي ڪجهه بگاڙي غيرن تي اطلاق ڪرڻ، جيئن ته مشرڪن الٰهه جو لات، عزيز جو عزیٰ ۽ منان جو منات ڪري پنهنجن بتن جا نالا رکيا هئا. اهو نالن ۾ حق کان تجاوز ناجائز آهي. ٻيو هيءُ ته الله تعالیٰ جي لاءِ اهڙو نالو مقرر ڪيو وڃي جيڪو قرآن ۽ حديث ۾ نه آيو هجي. اهو به جائز نه آهي، جيئن ته سخي يا رفيق چوڻ؛ ڇو ته الله تعالیٰ جا نالا توقيفيه آهن. ٽيون حسنِ ادب جي رعايت ڪرڻ. پر ۽ فقط يا ضار يا مانع يا خالق القردة چوڻ جائز نه آهي، بلڪ ٻين نالن سان گڏ ملائي چيو ويندو. يا ضار يا نافع ۽ يا معطي يا خالق الخلق. چوٿون هي ته الله تعالیٰ جي لاءِ ڪو اهڙو نالو مقرر ڪيو وڃي، جنهن جي معنیٰ فاسد هجي، هي به سخت ناجائز آهي، جيئن ته لفظ رام ۽ پرماتا وغيره. پنجون، اهڙن نالن جو اطلاق، جن جون معنائون معلوم نه آهن ۽ نه ٿو ڄاڻي سگهجي ته اهي الله تعالیٰ جي جلال جي لائق آهن يا نه آهن. وف۳۵۵ هي ٽولو حق قبوليندڙ عالمن ۽ دين جي هدايت ڪندڙن جو آهي. هن آيت مان هي مسئلو ثابت ٿيو ته هر زماني جي حق وارن جو اجماع حجت آهي ۽ هي به ثابت ٿيو ته ڪو به زمانو حق پرستن ۽ دين جي هدايت ڪندڙن کان خالي نه هوندو. جيئن ته حديث پاڪ ۾ آهي ته منهنجي اُمت جو هڪ ٽولو قيامت تائين حق تي (سچي دين تي) قائم رهندو، ان کي ڪنهن جي دشمني ۽ مخالفت نقصان نه پهچائي سگهندي. وف۳۵۶ يعني درجي بدرجي وف۳۵۷ انهن جون عمريون ڊگهيون ڪري. وف۳۵۸ ۽ منهنجي پڪڙ سخت آهي. وف۳۵۹ شان نزول:- جڏهن حضور محبوب نبي ڪريم صلی الله عليه وسلم جن صفا جبل تي چڙهي، رات جي وقت قبيلي، قبيلي کي سڏيو ۽ فرمايو ته مان توهان کي الله تعالیٰ جي عذاب کان ڊيڄاريندڙ آهيان ۽ پاڻ انهن کي الله تعالیٰ جو خوف ڏياريائون ۽ پيش ايندڙ حوادث جو ذڪر ڪيائون ته پوءِ انهن مان ڪنهن سندن جي طرف جنون جي نسبت ڪئي، ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي ۽ فرمايو ويو ته ڇا انهن سوچ ۽ ويچار کان ڪم نه ورتو ۽ عاقبت بيني ۽ دور انديشي بلڪل پٺيان رکي ڇڏي ۽ هي ڏسي ڪري ته محبوب سيد الانبياء صلی الله عليه وسلم جن اقوال ۽ افعال ۾ سندن مخالف آهن ۽ دنيا ۽ ان جي لذتن کان پاڻ منهن ڦيرايو اٿن، آخرت جي طرف متوجهه آهن ۽ الله تعالیٰ جي طرف دعوت ڏين ٿا ۽ ان جو خوف ڏيارڻ ۾ رات ڏينهن مشغول آهن. انهن ماڻهن سندن جي طرف جنون جي نسبت ڪئي، اها انهن جي محض غلطي آهي. وف۳۶۰ انهن سڀني ۾ سندس وحدانيت ۽ ڪمال حڪمت ۽ قدرت جا روشن دليل آهن.

اَنْ يَّكُوْنَ قَدِ اقْتَرَبَ اَجَلُهُمْ ۚ فَبِاَيِّ حَدِيْثٍۭ بَعْدَهٗ يُؤْمِنُوْنَ ﴿١٨٥﴾

ويجهو اچي ويو هجي ف٣٦١ پوءِ انکان بعد ڪهڙي ڳالهه تي يقين آڻيندا. ف٣٦٢

مَنْ يُّضْلِلِ اللّٰهُ فَلَا هَادِيَ لَهٗ ۚ وَ يَذَرُهُمْ فِيْ طُغْيَانِهِمْ

جنهن کي الله گمراهه ڪري انکي ڪو به راهه ڏيکارڻ وارو ڪونهي، ۽ انهن کي ڇڏي ٿو ڏي ٿو ته اهي پنهنجي

يَعْمَهُوْنَ ﴿١٨٦﴾ يَسْـَٔلُوْنَكَ عَنِ السَّاعَةِ اَيَّانَ مُرْسٰىهَا ؕ قُلْ اِنَّمَا

سرڪشي ۾ ڀٽڪندا رهن. توکان قيامت جي باري ۾ پڇن ٿا ف٣٦٣ ته اها ڪڏهن قائم ٿيڻي آهي، تون فرماءِ ان جو

عِلْمُهَا عِنْدَ رَبِّيْ ۚ لَا يُجَلِّيْهَا لِوَقْتِهَاۤ اِلَّا هُوَ ؕۘ ثَقُلَتْ فِي السَّمٰوٰتِ

علم ته منهنجي رب وٽ آهي، اهو ئي ان کي سندس وقت تي ظاهر ڪندو ف٣٦٤ ڳري لڳي ٿي آسمانن ۽ زمين

وَ الْاَرْضِ ؕ لَا تَاْتِيْكُمْ اِلَّا بَغْتَةً ؕ يَسْـَٔلُوْنَكَ كَاَنَّكَ حَفِيٌّ عَنْهَا ؕ

۾ توهان تي نه ايندي مگر اوچتو. توکان ايئن پڇن ٿا ڄڻ ته تو خوب تحقيق ڪئي هجي

قُلْ اِنَّمَا عِلْمُهَا عِنْدَ اللّٰهِ وَ لٰكِنَّ اَكْثَرَ النَّاسِ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿١٨٧﴾

تون فرماءِ ان جو علم ته الله وٽ ئي آهي پر گهڻا ماڻهو نه ٿا ڄاڻن ف٣٦٥ تون فرماءِ

قُلْ لَّاۤ اَمْلِكُ لِنَفْسِيْ نَفْعًا وَّ لَا ضَرًّا اِلَّا مَا شَآءَ اللّٰهُ ؕ وَ لَوْ كُنْتُ

مان پنهنجي ذات جي چڱي مٺي جو خود مختيار نه آهيان ف٣٦٦ مگر جيڪي الله چاهي ف٣٦٧ ۽ جيڪڏهن مان غيب

اَعْلَمُ الْغَيْبَ لَاسْتَكْثَرْتُ مِنَ الْخَيْرِ ۚۖۛ وَ مَا مَسَّنِيَ السُّوْٓءُ ۚۛ

ڄاڻي وٺان ها ته ايئن هجي ها جو مان تمام گهڻي ڀلائي گڏ ڪري وٺان ها ۽ مون کي ڪا تڪليف نه پهچي ها ف٣٦٨

اِنْ اَنَا اِلَّا نَذِيْرٌ وَّ بَشِيْرٌ لِّقَوْمٍ يُّؤْمِنُوْنَ ﴿١٨٨﴾ هُوَ الَّذِيْ

مان ته فقط ڊيڄاريندڙ ف٣٦٩ ۽ خوشخبري ٻڌائيندڙ آهيان انهن کي جيڪي ايمان رکن ٿا. اهو ئي آهي جنهن

خَلَقَكُمْ مِّنْ نَّفْسٍ وَّاحِدَةٍ وَّ جَعَلَ مِنْهَا زَوْجَهَا لِيَسْكُنَ

توهان کي هڪ ساهه مان پيدا ڪيو ف٣٧٠ ۽ انهيءَ مان ان جي زال پيدا ڪيائين ف٣٧١ ته ان سان سڪون

اِلَيْهَا ۚ فَلَمَّا تَغَشّٰىهَا حَمَلَتْ حَمْلًا خَفِيْفًا فَمَرَّتْ بِهٖ ۚ فَلَمَّاۤ

حاصل ڪري، پوءِ جڏهن مرس ان تي ڇانيو ته ان کي هلڪو پيٽ ٿي ويو ف٣٧٢ پوءِ ان سان گهمندي رهي پوءِ جڏهن

اَثْقَلَتْ دَّعَوَا اللّٰهَ رَبَّهُمَا لَئِنْ اٰتَيْتَنَا صَالِحًا لَّنَكُوْنَنَّ مِنَ

بوجهه وڌي ويو ته ٻنهي پنهنجي رب کان دعا گهري ضرور جيڪڏهن تون اسان کي صالح ٻار ڏيندين ته بيشڪ اسان

ف٣٦١ ۽ اهي ڪفر تي مري وڃن ۽ هميشه جي لاءِ جهنمي ٿي وڃن. اهڙي حال ۾ عقل واري تي لازم آهي ته اهو سوچي سمجهي دليلن تي نظر ڪري.

ف٣٦٢ يعني قرآن پاڪ کان پوءِ ٻيو ڪو ڪتاب ۽ حضور محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن کان پوءِ ٻيو ڪو رسول اچڻ وارو نه آهي، جنهن جو انتظار هجي، ڇو ته پاڻ خاتم الانبياء آهن.

ف٣٦٣ شان نزول: حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما کان روايت آهي ته يهودين، حضور محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم جن کي چيو هو ته جيڪڏهن توهان نبي آهيو ته ٻڌايو، قيامت ڪڏهن قائم ٿيندي؟ ڇو ته اسان کي ان جو وقت معلوم آهي، ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي.

ف٣٦٤ قيامت جي وقت جو ٻڌائڻ رسالت جي لوازم مان نه آهي، جيئن توهان قرار ڏنو ۽ اي يهوديو! توهان، جيڪا ان جي وقت جي ڄاڻ جي دعويٰ ڪئي، سا به غلط آهي، الله تعالىٰ ان کي مخفي ڪيو آهي ۽ ان ۾ سندس حڪمت آهي. ف٣٦٥ ان جي مخفي رکڻ جي حڪمت تفسير روح البيان ۾ آهي ته ڪي مشائخ هن طرف ويا آهن ته حضور محبوب پاڪ نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن کي الله تعالىٰ جي علم عطا ڪرڻ سان قيامت جي وقت جو علم آهي ۽ هي حصر آيت جي منافي نه آهي. ف٣٦٦ بني مصطلق جنگ کان واپسيءَ جي وقت واٽ ۾ تيز هوا هلي، چوپايا ڀڄڻ لڳا ته محبوب ڪريم صلى الله عليه وسلم جن خبر ڏني ته مديني طيبه ۾ رفاعه جو انتقال ٿي ويو ۽ هي به پڻ فرمايائون ته ڏسو ته منهنجي ڏاچي ڪٿي آهي؟ عبدالله بن ابيّ منافق پنهنجي قوم کي چوڻ لڳو، سندن ڪهڙو عجيب حال آهي جو مديني ۾ مرڻ واري جي خبر ڏيئي رهيا آهن ۽ پنهنجي ڏاچي معلوم ئي نه آهي ته ڪٿي آهي. حضور پرنور محبوب عالم صلى الله عليه وسلم جن تي ان جو اهو قول به مخفي نه رهيو. حضور محبوب سائين جن فرمايو ته منافق ماڻهو هيئن هيئن ٿا چون ۽ منهنجي ڏاچي هن گهاٽيءَ ۾ آهي، سندس نڪيلي هڪ وڻ ۾ اٽڪي پئي آهي. جهڙيءَ طرح فرمايائون، انهيءَ شان سان اها ڏاچي ڏٺي وئي. اُن تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي. (تفسير ڪبير). ف٣٦٧ اهو حقيقي مالڪ آهي، جيڪي ڪجهه آهي، ان جي عطا سان آهي.

ف٣٦٨ هي ڪلام ادب ۽ نوڙت جي ڪري آهي. معنيٰ هيءَ آهي ته مان پنهنجيءَ ذات سان غيب نه ٿو ڄاڻان، جيڪو ڄاڻان ٿو، سو الله تعالىٰ جي اطلاع ۽ سندس عطا سان آهي (خازن). حضرت مترجم قدس سره فرمايو ڀلائي گڏ ڪرڻ ۽ برائي نه پهچڻ انهيءَ جي اختيار ۾ ٿي سگهي ٿو، جيڪو ذاتي قدرت رکي ۽ ذاتي قدرت اهو ئي رکندو، جنهن جو علم به ذاتي هجي ڇو ته جنهن جي هڪ صفت ذاتي آهي، تنهن جون سموريون صفتون ذاتي آهن. پوءِ معنيٰ هيءَ ٿي ته جيڪڏهن مون کي غيب جو علم ذاتي هجي ها ته قدرت به ذاتي هجي ها ۽ مان ڀلائي گڏ ڪري وٺان ها ۽ برائي نه پهچڻ ڏيان ها. ڀلائيءَ مان مراد راحتون، ڪاميابيون ۽ دشمنن تي غلبو آهي ۽ برائين مان تنگي، تڪليف ۽ دشمنن جو غالب اچڻ مراد آهي. هيءَ به ٿي سگهي ٿو ته ڀلائيءَ مان مراد سرڪشن جو مطيع ڪرڻ ۽ نافرمانن جو فرمانبردار ۽ ڪافرن جو مؤمن ڪرڻ هجي ۽ برائيءَ مان بدبخت ماڻهن جو دعوت جي باوجود محروم رهجي وڃڻ. حاصل ڪلام هيءَ ٿيو ته جيڪڏهن مان نفعي ۽ نقصان جو ذاتي اختيار رکندو هجان ها ته اي منافقو ۽ ڪافرو! توهان سڀني کي مؤمن ڪري ڇڏيان ها ۽ توهان جي ڪفر جي حالت ڏسڻ جي تڪليف مون کي نه پهچي ها. ف٣٦٩ ڪافرن کي ۽ ٻڌائڻ وارو آهيان. ف٣٧٠ عڪرمه جو قول آهي ته هن آيت ۾ خطاب عام آهي هر هڪ شخص کي ۽ معنيٰ هيءَ آهي ته الله تعالىٰ اهو ئي آهي، جنهن توهان مان هر هڪ کي هڪ جان (سندس پيءُ) مان پيدا ڪيو ۽ سندس جنس مان سندس گهرواري کي بنايو. پوءِ جڏهن اهي ٻئي گڏ جيئن ٿا ۽ جڏهن حمل ظاهر ٿئي ٿو ته اُهي ٻئي الله تعالىٰ کان تندرست ٻار جي دعا گهري شڪر جي ادا ڪرڻ جو پڻ واعدو ڪن ٿا، الله جل شانه انهن کي اهڙوئي ٻار عنايت فرمائي ٿو. پر انهن جي حالت هيءَ ٿيندي آهي جو اهي ان ٻار کي طبيعتن جي طرف منسوب ڪن ٿا. جيئن دهرين جو حال آهي. ڪڏهن تارن جي طرف جيئن ستارن جي پوڄارين جو طريقو آهي ڪڏهن بتن جي طرف جيئن بت پرستن جو طريقو آهي. الله تعالىٰ فرمايو ته اهو انهن جي ان شرڪ کان برتر آهي (ڪبير). ف٣٧١ يعني سندس پيءُ جي جنس مان سندس گهرواري بڻائي. ف٣٧٢ مرد جو جانئجو ڪنايه آهي جماع ڪرڻ کان ۽ هلڪو پيٽ رهڻ، حمل جي شروعات جي حالت جو بيان آهي.

الشّٰكِرِيْنَ ﴿١٨٩﴾ فَلَمَّآ اٰتٰهُمَا صَالِحًا جَعَلَا لَهٗ شُرَكَآءَ فِيْمَآ

شڪرگذار ٿينداسين. پوءِ جڏهن انهيءَ انهن کي صالح ٻار عطا فرمايو انهن ان جي عطا ۾ ان جا شريڪ ٺاهيا

اٰتٰهُمَا ۚ فَتَعٰلَى اللّٰهُ عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ﴿١٩٠﴾ اَيُشْرِكُوْنَ مَا لَا يَخْلُقُ

پوءِ الله بلند آهي انهن جي شرڪ کان ؈٣٧٣ ڇا ان کي شريڪ ڪن ٿا جيڪو ڪا به شيءِ پيدا نه ڪري ؈٣٧٤ ۽ اهي پاڻ

شَيْـًٔا وَّهُمْ يُخْلَقُوْنَ ﴿١٩١﴾ ۖ وَلَا يَسْتَطِيْعُوْنَ لَهُمْ نَصْرًا وَّلَآ اَنْفُسَهُمْ

خلقيل آهن. ۽ نه اهي انهن کي ڪا مدد پهچائي سگهن ۽ نه پنهنجي ذات جي مدد ڪري

يَنْصُرُوْنَ ﴿١٩٢﴾ وَاِنْ تَدْعُوْهُمْ اِلَى الْهُدٰى لَا يَتَّبِعُوْكُمْ ؕ

سگهن ؈٣٧٥ ۽ جيڪڏهن تون انهن کي ؈٣٧٦ هدايت جي طرف سڏين ته اهي تنهنجي پٺيان نه اچن ؈٣٧٧

سَوَآءٌ عَلَيْكُمْ اَدَعَوْتُمُوْهُمْ اَمْ اَنْتُمْ صَامِتُوْنَ ﴿١٩٣﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ

برابر آهي توهان تي ڇا انهن کي سڏيو يا چُپ رهو. ؈٣٧٨ بيشڪ اهي جن کي

تَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ عِبَادٌ اَمْثَالُكُمْ فَادْعُوْهُمْ فَلْيَسْتَجِيْبُوْا

توهان الله کان سواءِ پوڄو ٿا، توهان وانگر ٻانها آهن ؈٣٧٩ پوءِ توهان انهن کي سڏيو پوءِ اهي توهان

لَكُمْ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿١٩٤﴾ اَلَهُمْ اَرْجُلٌ يَّمْشُوْنَ بِهَآ ۫ اَمْ لَهُمْ

کي جواب ڏين جيڪڏهن توهان سچا آهيو. ڇا انهن کي پير آهن جن سان هلن ٿا يا انهن

اَيْدٍ يَّبْطِشُوْنَ بِهَآ ۫ اَمْ لَهُمْ اَعْيُنٌ يُّبْصِرُوْنَ بِهَآ ۫ اَمْ لَهُمْ

جا هٿ آهن جن سان پڪڙي سگهن يا انهن جون اکيون آهن جن سان ڏسن

اٰذَانٌ يَّسْمَعُوْنَ بِهَا ؕ قُلِ ادْعُوْا شُرَكَآءَكُمْ ثُمَّ كِيْدُوْنِ فَلَا

يا انهن جا ڪن آهن جو انهن سان ٻڌن ؈٣٨٠ تون فرماءِ ته پنهنجن شريڪن کي سڏيو ۽ مون جي خلاف سازش ڪريو

تُنْظِرُوْنِ ﴿١٩٥﴾ اِنَّ وَلِيِّۦَ اللّٰهُ الَّذِيْ نَزَّلَ الْكِتٰبَ ۖ وَهُوَ يَتَوَلَّى

۽ مون کي مهلت نه ڏيو. ؈٣٨١ بيشڪ منهنجو والي الله آهي، جنهن ڪتاب لاٿو ؈٣٨٢ ۽ اهو نيڪن

الصّٰلِحِيْنَ ﴿١٩٦﴾ وَالَّذِيْنَ تَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِهٖ لَا يَسْتَطِيْعُوْنَ

کي دوست رکندو آهي ؈٣٨٣ ۽ ان کان سواءِ توهان جن جي پوڄا ڪندا آهيو اهي توهان جي مدد ڪري نٿا

نَصْرَكُمْ وَلَآ اَنْفُسَهُمْ يَنْصُرُوْنَ ﴿١٩٧﴾ وَاِنْ تَدْعُوْهُمْ اِلَى الْهُدٰى

سگهن ۽ نه خود پنهنجي مدد ڪن ؈٣٨٤ ۽ جيڪڏهن تون انهن کي هدايت جي طرف سڏين ته

؈٣٧٣ ڪن مفسرن جو قول آهي ته هن آيت ۾ قريشن کي خطاب آهي جيڪي قصي جا اولاد آهن. انهن کي فرمايو ويو ته توهان کي هڪڙي شخص (قصي) مان پيدا ڪيائين ۽ ساڳي جنس مان زال ڪيائين ته جيئن ان کان راحت ۽ آرام لهي. پوءِ جڏهن انهن جي درخواست جي مطابق انهن کي تندرست ٻار عنايت فرمايائين ته انهن الله تعاليٰ جي هن عطا ۾ ٻين کي شريڪ بڻايو ۽ پنهنجن چئن ئي پٽن جا نالا عبد مناف، عبد العزيٰ، عبد قصي ۽ عبد الدار رکيا.

؈٣٧٤ يعني بُتن کي، جن ڪجهه نه بنايو.

؈٣٧٥ هن ۾ بُتن جي بي قدري، شرڪ جي باطل هجڻ جو بيان مشرڪن جي پوري جهالت جو اظهار آهي ۽ ٻڌايو ويو آهي ته عبادت جو لائق اُهوئي ٿي سگهي ٿو، جيڪو عابد کي نفعو پهچائڻ ۽ ان جي نقصان ختم ڪرڻ جي قدرت رکندو هجي، مشرڪ جن بُتن کي پوڄن ٿا انهن جي بي طاقتي هن درجي جي آهي ته اهي ڪنهن شيءِ جي ٺاهڻ وارا نه آهن، ڪنهن شيءِ جي ٺاهڻ وارا ته ڇا ٿين، خود پنهنجيءَ ذات ۾ ٻين کان بي نياز نه آهن. اهي مخلوق آهن، ٺاهڻ واري جا محتاج آهن. ان کان وڌيڪ بي اختياري هيءَ آهي ته اهي ڪنهن جي مدد نٿا ڪري سگهن ۽ ڪنهن جي ڪهڙي مدد ڪن، خود کين نقصان پهچي ته دفع نه ڪري سگهن ڪوئي انهن کي ٽوڙي، ڪيرائي، اهي ان کان پنهنجي حفاظت نٿا ڪري سگهن. اهڙن مجبورن بي اختيارن کي پوڄڻ انتها درجي جي جهالت آهي.

؈٣٧٦ يعني بُتن کي.

؈٣٧٧ ڇو ته اهي نه ٻڌن ٿا، نه سمجهي سگهن ٿا.

؈٣٧٨ اهي هر حال ۾ عاجز آهن، اهڙن کي پوڄڻ ۽ معبود بڻائڻ وڏي بي سمجهي آهي.

؈٣٧٩ ۽ الله تعاليٰ جي ملڪيت ۽ مخلوق ڪهڙيءَ طرح به پوڄڻ جي قابل نه آهي، ان تي به جيڪڏهن توهان انهن کي معبود چئو ٿا!

؈٣٨٠ اهي ڪجهه به نه آهن ته پوءِ پاڻ کان گهٽ کي پوڄي ڇو ذليل ٿيو ٿا.

؈٣٨١ شان نزول:- محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جڏهن بُت پرستيءَ جي مذمت ڪئي ۽ بُتن جي عاجزي ۽ بي اختياري جو بيان فرمايو ته مشرڪن ڌمڪي ڏني ۽ چيو ته بُتن کي برو چوڻ وارا تباهه ٿي وڃن ٿا، برباد ٿي وڃن ٿا، هي بُت انهن کي هلاڪ ڪري ڇڏين ٿا. تنهن تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي، ته جيڪڏهن بُتن ۾ ڪجهه قدرت سمجهو ٿا ته انهن کي پڪاريو ۽ منهنجي نقصان پهچائڻ ۾ انهن کان مدد وٺو ۽ توهان به جيڪو مڪر ۽ فريب ڪري سگهو، سو منهنجي مقابلي ۾ ڪريو ۽ ان ۾ دير نه ڪريو، مون کي توهان ۽ توهان جي معبودن جي ڪا پرواهه نه آهي ۽ ها توهان سڀئي منهنجو ڪجهه به بگاڙي نٿا سگهو. ؈٣٨٢ ۽ منهنجي طرف وحي موڪليو ۽ منهنجي عزت ڪئي. ؈٣٨٣ ۽ انهن جو حافظ ۽ ناصر آهي، ان تي ڀروسو رکڻ وارن کي مشرڪن وغيره جو ڪهڙو انديشو، توهان ۽ توهان جا معبود مون کي ڪو به نقصان نٿا پهچائي سگهن. ؈٣٨٤ پوءِ منهنجو ڇا بگاڙي سگهندا.

لَا يَسْمَعُوْا ؕ وَتَرٰىهُمْ يَنْظُرُوْنَ اِلَيْكَ وَهُمْ لَا يُبْصِرُوْنَ ﴿١٩٨﴾

نه ٻڌن ۽ تون انهن کي ڏسين جو اُهي تنهنجي طرف ڏسي رهيا آهن ف٣٨٥ حالانڪ انهن کي ڪجهه ڏسڻ ۾ نه ايندو آهي.

خُذِ الْعَفْوَ وَاْمُرْ بِالْعُرْفِ وَاَعْرِضْ عَنِ الْجٰهِلِيْنَ ﴿١٩٩﴾ وَاِمَّا

اي محبوب معاف ڪرڻ اختيار ڪر ۽ ڀلائي جو حڪم ڏي ۽ جاهلن کان مُنهن موڙ. ۽ اي ٻڌندڙ

يَنْزَغَنَّكَ مِنَ الشَّيْطٰنِ نَزْغٌ فَاسْتَعِذْ بِاللّٰهِ ؕ اِنَّهٗ سَمِيْعٌ

جيڪڏهن شيطان توکي چُڻڪ ڏي ف٣٨٦ ته تون الله جي پناه گهُر بيشڪ اهوئي ٻڌندڙ

عَلِيْمٌ ﴿٢٠٠﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ اتَّقَوْا اِذَا مَسَّهُمْ طٰٓئِفٌ مِّنَ الشَّيْطٰنِ

ڄاڻندڙ آهي. بيشڪ جيڪي تقويٰ وارا آهن جڏهن انهن کي ڪنهن شيطاني خيال جو ڌڪ لڳي تو

تَذَكَّرُوْا فَاِذَا هُمْ مُّبْصِرُوْنَ ﴿٢٠١﴾ وَاِخْوَانُهُمْ يَمُدُّوْنَهُمْ

تهوشيار ٿي وڃن تا انهيءَ وقت سندن اکيون کلي وڃن ٿيون. ف٣٨٧ ۽ شيطان پنهنجي ڀائرن ف٣٨٨ کي گمراهي ۾ ڇڪيندا آهن

فِى الْغَىِّ ثُمَّ لَا يُقْصِرُوْنَ ﴿٢٠٢﴾ وَاِذَا لَمْ تَاْتِهِمْ بِاٰيَةٍ قَالُوْا لَوْلَا

پوءِ گهٽتائي نه ڪندا آهن. ۽ اي محبوب! جڏهن تون انهن وٽ ڪا آيت نه آڻين ته چوندا آهن ته تو پاڻ

اجْتَبَيْتَهَا ؕ قُلْ اِنَّمَآ اَتَّبِعُ مَا يُوْحٰٓى اِلَىَّ مِنْ رَّبِّىْ ۚ هٰذَا بَصَآئِرُ

چو نه آيت ٺاهيئي، تون فرماءِ مان ته ان جي پيروي ڪندو آهيان جيڪي منهنجي طرف منهنجي رب کان وحي اچي، هيءَ تنهنجي رب

مِنْ رَّبِّكُمْ وَهُدًى وَّرَحْمَةٌ لِّقَوْمٍ يُّؤْمِنُوْنَ ﴿٢٠٣﴾ وَاِذَا قُرِئَ

جي طرفان اکيون کوليندڙ دليل آهن ۽ هدايت، ۽ رحمت، مسلمانن جي واسطي. ۽ جڏهن

الْقُرْاٰنُ فَاسْتَمِعُوْا لَهٗ وَاَنْصِتُوْا لَعَلَّكُمْ تُرْحَمُوْنَ ﴿٢٠٤﴾ وَ

قرآن پڙهيو وڃي ته ان کي ڪن لائي ٻڌو ۽ خاموش رهو ته مَن اوهان تي رحم ٿئي ف٣٨٩

اذْكُرْ رَّبَّكَ فِىْ نَفْسِكَ تَضَرُّعًا وَّخِيْفَةً وَّدُوْنَ الْجَهْرِ مِنَ

۽ پنهنجي رب کي پنهنجي دل ۾ ياد ڪر ف٣٩٠ عاجزي ۽ خوف سان ۽ بغير آواز نڪرڻ جي زبان کان

الْقَوْلِ بِالْغُدُوِّ وَالْاٰصَالِ وَلَا تَكُنْ مِّنَ الْغٰفِلِيْنَ ﴿٢٠٥﴾ اِنَّ

صبح ۽ شام ف٣٩١ ۽ غافلن مان نه ٿيءُ. بيشڪ جيڪي

الَّذِيْنَ عِنْدَ رَبِّكَ لَا يَسْتَكْبِرُوْنَ عَنْ عِبَادَتِهٖ وَيُسَبِّحُوْنَهٗ

تنهنجي رب وٽ آهن ف٣٩٢ ان جي عبادت کان وڏائي نه ٿا ڪن ۽ ان جي پاڪائي بيان ڪندا آهن

ف٣٨٥ ڇو ته بُتن جون تصويرون ان شڪل جون ٺاهيون وينديون هيون جيئن ڪو ڏسي رهيو آهي.

ف٣٨٦ ڪو وسوسو وجهي.

ف٣٨٧ ۽ اهي ان وسوسي کي دُور ڪري ڇڏين ٿا ۽ الله تعالىٰ جي طرف رجوع ڪن ٿا.

ف٣٨٨ يعني ڪافر

ف٣٨٩ مسئلو:- هن آيت مان ثابت ٿيو ته جنهن وقت قرآن شريف پڙهيو وڃي، نماز ۾ يا نماز کان ٻاهر، ان وقت ٻڌڻ ۽ خاموش رهڻ واجب آهي. جمهور صحابه ڪرام هن طرف آهن ته هيءَ آيت جماعتيءَ جي ٻڌڻ ۽ خاموش رهڻ جي باب ۾ آهي. ۽ هڪ قول هي آهي ته هن ۾ خطبي کي ٻُڌڻ جي لاءِ ڪن لڳائي خاموش رهڻ جو حڪم آهي ۽ هڪ ٻيو قول هيءُ آهي ته هن سان نماز ۽ خطبي ٻنهي ۾ غور سان ٻڌڻ ۽ خاموش رهڻ واجب ٿئي ٿو. حضرت ابن مسعود رضى الله تعالىٰ عنهما جي حديث ۾ آهي ته پاڻ سڳورن ڪن ماڻهن کان ٻُڌو ته اُهي نماز ۾ امام سان گڏ قرأت ڪن ٿا، نماز مان فارغ ٿي ڪري فرمايائين ڇا اجا تائين وقت نه آيو آهي جو توهان هِن آيت جي معنىٰ سمجهو. مطلب ته هن آيت مان قرأت خلف الامام (امام جي پٺيان قرأت ڪرڻ) جي ممانعت ثابت ٿئي ٿي ۽ ڪا حديث اهڙي نه آهي، جنهن کي هِن جي مقابلي ۾ حجت قرار ڏنو وڃي. قرأت خلف الامام جي تائيد ۾ سڀ کان زياده اعتماد جنهن حديث تي ڪيو وڃي ٿو، اها هيءَ آهي: لَا صَلٰوةَ اِلَّا بِفَاتِحَةِ الْكِتَابِ. مگر هن حديث مان قرأت خلف الامام جو وجوب ته ثابت نٿو ٿئي، صرف ايترو ثابت ٿئي ٿو ته سورة فاتحه کان سواءِ نماز ڪامل نٿي ٿئي. پوءِ جڏهن حديث قِرَاءَةُ الْاِمَامِ لَهٗ قِرَاءَةٌ مان ثابت آهي ته امام جي قرأت ڪرڻ ئي جماعتي جي قرأت ڪرڻ آهي. پوءِ جڏهن امام قرأت ڪئي ۽ جماعتي ماٺ رهيو ته ان جي قرأت حڪميه ٿي، ان جي نماز سواءِ قرأت جي ڪٿي رهي. هيءَ قرأت حڪميه آهي. پوءِ امام جي پٺيان قرأت نه ڪرڻ سان قرآن ۽ حديث ٻنهي تي عمل ٿي وڃي ٿو ۽ قرأت ڪرڻ سان آيت جي تابعداري ڇڏجي وڃي ٿي، انهيءَ ڪري ضروري آهي ته امام جي پويان سورة فاتحه وغيره ڪجهه نه پڙهجي.

ف٣٩٠ مفسّرين آيت کان پوءِ هن آيت جي ڏسڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته قرآن شريف ٻُڌڻ واري کي خاموش رهڻ ۽ آواز ڪڍڻ کان سواءِ دل ۾ ذڪر ڪرڻ يعني الله تعالىٰ جي عظمت ۽ جلال جو استحضار لازم آهي جيئن تفسير ابن جرير ۾ آهي. هن مان امام جي پويان بلند يا گهٽ آواز سان قرأة جي ممانعت ثابت ٿئي ٿي ۽ دل ۾ الله تعالىٰ جي عظمت ۽ جلال جو استحضار قلبي ذڪر آهي. مسئلو:- ذڪر بالجهر (ڏاڍيان ذڪر) ۽ ذڪر بالاخفاءِ (آهستي ذڪر) ٻنهي ۾ نصون وارد آهن. جنهن شخص کي جنهن قسم جي ذڪر ۾ ذوق ۽ شوق پورو ۽ ڪامل اخلاق ميسّر هجي، ان جي لاءِ اهوئي افضل آهي جيئن رد المحتار وغيره ۾ آهي.

ف٣٩١ شام ۾ عصر ۽ مغرب جي وچ وارو وقت آهي. انهن ٻنهي وقتن ۾ ذڪر افضل آهي، ڇو ته صبح جي نماز کان پوءِ سج جي اُڀرڻ تائين ۽ اهڙيءَ طرح عصر جي نماز کان پوءِ سج لهڻ تائين نماز منع ٿيل آهي. تنهن ڪري انهن وقتن ۾ ذڪر مستحب ٿيو ته جيئن ٻنهي جا سمورا وقت قربت ۽ عبادت ۾ مشغول رهن. ف٣٩٢ يعني مقرب ملائڪ.

وَلَهٗ يَسْجُدُوْنَ ۩ ﴿٢٠٦﴾

۽ انهيءَ کي ئي سجدو ڪندا آهن ف۳۹۳

سُوْرَةُ الْاَنْفَالِ ٨ مَدَنِيَّةٌ ٨٨ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ — اٰيَاتُهَا ٧٥ رُكُوْعَاتُهَا ١٠

سورة انفال مدني آهي هن ۾ ٧٥ آيتون ۽ ١٠ رڪوع آهن ف۱ الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع)

يَسْـَٔلُوْنَكَ عَنِ الْاَنْفَالِ ؕ قُلِ الْاَنْفَالُ لِلّٰهِ وَالرَّسُوْلِ ۚ فَاتَّقُوا

اي محبوب! توکان غنيمتن جي باري ۾ پڇن ٿا ف۲ تون فرماءِ غنيمتن جا مالڪ الله ۽ رسول آهن ف۳ پوءِ الله کان

اللّٰهَ وَاَصْلِحُوْا ذَاتَ بَيْنِكُمْ ۪ وَاَطِيْعُوا اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗۤ اِنْ كُنْتُمْ

ڊڄو ف۴ ۽ پاڻ ۾ ميل جول رکو ۽ الله ۽ رسول جو حڪم مڃو جيڪڏهن توهان

مُّؤْمِنِيْنَ ﴿١﴾ اِنَّمَا الْمُؤْمِنُوْنَ الَّذِيْنَ اِذَا ذُكِرَ اللّٰهُ وَجِلَتْ

ايمان رکو ٿا. ايمان وارا اُهي آهن جو جڏهن الله کي ياد ڪيو وڃي ف۵ انهن جون دليون

قُلُوْبُهُمْ وَاِذَا تُلِيَتْ عَلَيْهِمْ اٰيٰتُهٗ زَادَتْهُمْ اِيْمَانًا وَّعَلٰى رَبِّهِمْ

ڊڄي وڃن ۽ جڏهن انهن تي ان جون آيتون پڙهيون وڃن ته انهن جو ايمان وڌيڪ ٿئي ۽ پنهنجي رب تي ئي

يَتَوَكَّلُوْنَ ﴿٢﴾ ۚ الَّذِيْنَ يُقِيْمُوْنَ الصَّلٰوةَ وَمِمَّا رَزَقْنٰهُمْ يُنْفِقُوْنَ ﴿٣﴾ ؕ

ڀروسو ڪن. ف۶ اهي جيڪي نماز قائم رکن ۽ اسان جي ڏني مان ڪجهه اسان جي راهه ۾ خرچ ڪن.

اُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُؤْمِنُوْنَ حَقًّا ؕ لَهُمْ دَرَجٰتٌ عِنْدَ رَبِّهِمْ وَ

اهي ئي سچا مسلمان آهن انهن جي واسطي درجا آهن انهن جي رب وٽ ف۷ ۽

مَغْفِرَةٌ وَّرِزْقٌ كَرِيْمٌ ﴿٤﴾ ۚ كَمَآ اَخْرَجَكَ رَبُّكَ مِنْۢ بَيْتِكَ بِالْحَقِّ ص

بخشش آهي ۽ عزت جي روزي ف۸ اي محبوب! جيئن توکي تنهنجي رب تنهنجي گهر مان حق سان ٻاهر آندو،

وَاِنَّ فَرِيْقًا مِّنَ الْمُؤْمِنِيْنَ لَكٰرِهُوْنَ ﴿٥﴾ ۙ يُجَادِلُوْنَكَ فِي الْحَقِّ

ف۹ ۽ بيشڪ مسلمانن جو هڪ ٽولو ان تي خوش نه هو. ف۱۰ سچي ڳالهه ۾ توسان جهيڙو ڪيائون ان

بَعْدَ مَا تَبَيَّنَ كَاَنَّمَا يُسَاقُوْنَ اِلَى الْمَوْتِ وَهُمْ يَنْظُرُوْنَ ﴿٦﴾ ؕ

هن کان پوءِ جو ظاهر ٿي چڪي ف۱۱ گويا اُهي اکين ڏٺي موت جي طرف ڪاهيا وڃن ٿا. ف۱۳

وَاِذْ يَعِدُكُمُ اللّٰهُ اِحْدَى الطَّآئِفَتَيْنِ اَنَّهَا لَكُمْ وَتَوَدُّوْنَ

ياد ڪريو جڏهن الله توهان سان واعدو ڪيو هو ته انهن ٻن ٽولن ف۱۴ مان هڪڙو توهان جي واسطي آهي ۽ توهان چاهيو ٿي



ف۳۹۳ هيءَ آيت سجدي جي آيتن مان آهي ان جي پڙهڻ ۽ ٻڌڻ وارن ٻنهيءَ تي سجدو لازم ٿي وڃي ٿو. مسلم شريف جي حديث ۾ آهي ته جڏهن ماڻهو سجدي جي آيت پڙهي، سجدو ڪري ٿو ته شيطان روئي ٿو ۽ چوي ٿو ته افسوس! جو بني آدم کي سجدي جو حڪم ڏنو ويو، سو سجدو ڪري جنتي ٿي ويو ۽ مون کي سجدي جو حڪم ڏنو ويو، پر مان انڪار ڪري جهنمي ٿي ويس.

ف۱ سورة الانفال:- هيءَ سورت مدني آهي ستن آيتن کان سواءِ جيڪي مڪ مڪرمه ۾ نازل ٿيون ۽ اِذْ يَمْكُرُ بِكَ الَّذِيْنَ کان شروع ٿين ٿيون. هن ۾ پنجهتر آيتون، هڪ هزار ٻنجهتر ڪلما ۽ پنج هزار اسي حرف آهن. ف۲ شان نزول: حضرت عباده بن صامت رضى الله تعالىٰ عنه کان روايت ٿيل آهي ته هيءَ آيت اسان بدر وارن جي حق ۾ نازل ٿي، جڏهن اسان جي درميان غنيمت جي معاملي ۾ اختلاف پيدا ٿيو ۽ ناموافقت جو وقت اچي ويو ته الله تعالىٰ معاملو اسان جي هٿان ڪيڏي پنهنجي محبوب رسول مقبول صلى الله عليه وسلم جن جي حوالي ڪيو. محبوب سائين اهو مال برابر ورهائي ڏنو. ف۳ جيئن چاهن تقسيم فرمائن. ف۴ ۽ پاڻ ۾ اختلاف نه ڪريو ف۵ ته پوءِ اُن جي عظمت ۽ جلال کان. ف۶ ۽ پنهنجا سمورا ڪم ان جي حوالي ڪري ڇڏين. ف۷ انهن جي اعمال جيترا، چوته مؤمنن جا احوال انهن وصفن ۾ فرق رکن ٿا، ان ڪري سندن مرتبا به جدا ۽ الڳ آهن. ف۸ جيڪا هميشه عزت ۽ تعظيم سان محنت ۽ مشقت کان سواءِ عطا ڪئي وڃي. ف۹ يعني مدينه طيبه کان بدر جي طرف. ف۱۰ ڇوته اُهي ڏسي رهيا هئا ته سندن تعداد گهٽ آهي، هٿيار ٿورا آهن، دشمن جو تعداد به زياده آهي ۽ اهي هٿيارن جو گهڻو سامان وغيره رکن ٿا. مختصر واقعو هي آهي ته ابوسفيان جو شام ملڪ جي هڪ قافلي سان گڏ اچڻ جي خبر لهي ڪري، محبوب سائين صلى الله عليه وسلم جن پنهنجن صحابه ڪرام سان گڏ انهن جي مقابلي جي لاءِ روانا ٿيا. مڪ مڪرمه مان ابوجهل قريشن جو هڪ وڏو لشڪر وٺي قافلي جي امداد جي لاءِ روانو ٿيو. ابوسفيان ته رستي کان ڦري پنهنجي قافلي سان گڏ ساحل سمنڊ جي واٽ وٺي هليو ۽ ابوجهل کي سندس سائين چيو ته قافلو ته بچي ويو، هاڻي مڪ مڪرمه واپس هل پران انڪار ڪيو ۽ اهو محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن سان جنگ ڪرڻ جي ارادي سان بدر جي طرف هليو. حضور محبوب سيد عالم صلى الله وسلم جن پنهنجن صحابه ڪرام سان مشورو ڪيو ۽ فرمايو ته الله تعالىٰ ڪافرن جي ٻنهي ٽولن مان هڪ ٽولي تي مسلمانن کي فتحمند ڪندو ته ٽوڙي قافلو هجي يا قريشن جو لشڪر. صحابه ڪرام ان ۾ موافقت ڪئي مگر ڪن کي هي عذر ٿيو ته اسان تياريءَ سان نه هليا هئاسين ۽ نه اسان جو تعداد ايترو آهي، نه اسان وٽ ڪافي هٿيارن جو سامان آهي. اهو محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کي ڳرو لڳو ۽ محبوب سائين فرمايو ته قافلو ته ڪناري جي طرف نڪري ويو ۽ ابوجهل سامهون اچي رهيو آهي، ان تي انهن ماڻهن وري عرض ڪيو يا رسول الله صلى الله عليه وسلم! قافلي جو ئي پيڇو ڪريو ۽ دشمن جي لشڪر کي ڇڏي ڏيو. اها ڳالهه حضور جن جي خاطر اقدس کي ناپسند لڳي. پوءِ حضرت ابوبڪر صديق ۽ عمر فاروق رضى الله تعالىٰ عنهما بيهي پنهنجي اخلاص، فرمانبرداري، رضاجوئي ۽ جان نثاري جو اظهار ڪيو ۽ وڏي قوت ۽ مضبوطي سان عرض ڪيو ته اهي ڪنهن به طرح ڪين مرضي مبارڪ جي خلاف سستي ڪرڻ وارا نه آهن. پوءِ ٻين اصحابن به عرض ڪيو ته الله تعالىٰ، حضور جن کي جيڪو حڪم فرمايو ان مطابق تشريف وٺي هلو، اسان گڏ آهيون، ڪڏهن به پٺتي نه ويندا سون، اسان توهان تي ايمان آندو، اسان توهان جي تصديق ڪئي، اسان توهان جي تابعداري جو واعدو ڪيو، اسان کي توهان جي تابعداري ۾ سمنڊ اندر گهڙڻ کان به انڪار نه آهي. محبوب سائين فرمايو هلو، الله تعالىٰ جي برڪت تي ڀروسو ڪريو ان مون کي واعدو ڏنو آهي، مان توهان کي خوشخبري ڏيان ٿو، مون کي دشمن جي ڪِرڻ جي جڳهه نظر اچي رهي آهي ۽ محبوب سائين ڪافرن جي مَرڻ ۽ ڪِرڻ جون جڳهون نالي وار ٻڌائي ڇڏيون ۽ هڪ هِڪ جڳهه تي نشاني لڳائي ڇڏي، اهو معجزو ڏٺو ويو ته انهن مان جيڪو مَري ۽ ڪِريو، سو انهيءَ نشان تي ئي ڪِريو، اُن کان ذرو به خطا ڪيائين. ف۱۱ ۽ چوندا هئا ته اسان کي قريشن جي لشڪر جو حال ئي معلوم نه هو جو اسان انهن جي مقابلي ۾ تياري ڪري هلون. ف۱۲ هيءَ ڳالهه ته حضرت محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جيڪي ڪجهه ڪن ٿا سو الله تعالىٰ جي حڪم سان ڪن ٿا ۽ پاڻ اعلان فرمائي ڇڏيو ان ته مسلمانن کي غيبي مدد پهچندي. ف۱۳ يعني قريشن سان مقابلو ڪين اهڙو هيبت وارو معلوم ٿئي ٿو. ف۱۴ يعني ابوسفيان جي قافلي ۽ ابوجهل جي لشڪر.

اَنَّ غَيْرَ ذَاتِ الشَّوْكَةِ تَكُوْنُ لَكُمْ وَيُرِيْدُ اللّٰهُ اَنْ يُّحِقَّ الْحَقَّ

ته توهان کي اهو ملي جنهن ۾ ڪنڊي جو خوف نه آهي ۽ الله ٿي گهريو ته پنهنجي ڪلامن سان سچ کي سچ ڪري

بِكَلِمٰتِهٖ وَيَقْطَعَ دَابِرَ الْكٰفِرِيْنَ ۝٧ لِيُحِقَّ الْحَقَّ وَيُبْطِلَ

ڏيکاري ف١٦ ۽ ڪافرن جي پاڙ پٽي ڇڏي. ف١٧ جيئن سچ کي سچ ڪري ۽ ڪوڙ کي

الْبَاطِلَ وَلَوْ كَرِهَ الْمُجْرِمُوْنَ ۝٨ اِذْ تَسْتَغِيْثُوْنَ رَبَّكُمْ فَاسْتَجَابَ

ڪوڙو ف١٨ توڙي جو مجرم ڏکيو سمجهن جڏهن توهان پنهنجي رب کي پڪاريو ٿي ف١٩ ته ان توهان جي پڪار ٻڌي ورتي

لَكُمْ اَنِّيْ مُمِدُّكُمْ بِاَلْفٍ مِّنَ الْمَلٰٓئِكَةِ مُرْدِفِيْنَ ۝٩ وَمَا جَعَلَهُ

جو مان توهان کي مدد ڏيڻ وارو آهيان هزار ملائڪن جي قطار سان. ف٢٠ ۽ هيءَ الله نه

اللّٰهُ اِلَّا بُشْرٰى وَلِتَطْمَئِنَّ بِهٖ قُلُوْبُكُمْ ۚ وَمَا النَّصْرُ اِلَّا مِنْ عِنْدِ

ڪيو مگر توهان جي خوشيءَ ۽ توهان جي دلين جي سڪون جي واسطي ۽ مدد نه آهي مگر الله جي

اللّٰهِ ۭ اِنَّ اللّٰهَ عَزِيْزٌ حَكِيْمٌ ۝١٠ اِذْ يُغَشِّيْكُمُ النُّعَاسَ اَمَنَةً مِّنْهُ

طرف کان ف٢١ بيشڪ الله غالب حڪمت وارو آهي. جڏهن ان توهان کي اوگهرن سان ڍڪيو ته اها ان جي طرف

وَيُنَزِّلُ عَلَيْكُمْ مِّنَ السَّمَاۗءِ مَاۗءً لِّيُطَهِّرَكُمْ بِهٖ وَيُذْهِبَ

کان رحمت، هئي ف٢٢ ۽ آسمان مان توهان تي پاڻي لاٿائين جو ان سان توهان کي پاڪ صاف ڪري

عَنْكُمْ رِجْزَ الشَّيْطٰنِ وَلِيَرْبِطَ عَلٰي قُلُوْبِكُمْ وَيُثَبِّتَ

۽ شيطان کي ناپاڪائي توهان کان پري فرمائي ۽ توهان جي دلين کي همت بڌرائي ۽ ان سان توهان جا قدم ڄمائي

بِهِ الْاَقْدَامَ ۝١١ۭ اِذْ يُوْحِيْ رَبُّكَ اِلَى الْمَلٰٓئِكَةِ اَنِّيْ مَعَكُمْ فَثَبِّتُوا

ڇڏي. ف٢٣ اي محبوب! جڏهن تنهنجو رب ملائڪن کي وحي موڪلي رهيو هو ته مان توهان سان گڏ آهيان توهان

الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا ۭ سَاُلْقِيْ فِيْ قُلُوْبِ الَّذِيْنَ كَفَرُوا الرُّعْبَ

مسلمانن کي ثابت قدم رکو، ف٢٤ عنقريب مان ڪافرن جي دلين ۾ رعب وجهندس پو ۽

فَاضْرِبُوْا فَوْقَ الْاَعْنَاقِ وَاضْرِبُوْا مِنْهُمْ كُلَّ بَنَانٍ ۝١٢ۭ

ڪافرن جي ڪنڌ کان مٿي ڌڪ هڻو ۽ انهن جي هڪ هڪ سنڌ تي ضرب لڳايو. ف٢٥

ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ شَاۗقُّوا اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ ۚ وَمَنْ يُّشَاقِقِ اللّٰهَ وَ

هي ان ڪري ته انهن الله ۽ ان جي رسول سان مخالفت ڪئي ۽ جيڪو الله ۽ ان جي رسول سان

ف١٥ يعني ابوسفيان جو قافلو. ف١٦ سچي دين کي غلبو ڏيئي ان کي بلند ۽ مٿاهون ڪري. ف١٧ ۽ انهن کي اهڙيءَ طرح هلاڪ ڪري جو انهن مان ڪو باقي نه بچي. ف١٨ يعني اسلام کي ظهور ۽ ثابت هجڻ عطا فرمائي ۽ ڪفر کي ختم ڪري. ف١٩ شان نزول:- مسلم شريف جي حديث ۾ آهي ته بدر جي ڏينهن محبوب رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن مشرڪن کي ملاحظه فرمايو ته هزار آهن ۽ سندن صحابه ڪرام ٽي سؤ تيرهن کان ڪجهه وڌيڪ. محبوب سائين قبلي جي طرف متوجه ٿيا ۽ پنهنجا مبارڪ هٿ کڻي پنهنجي رب پاڪ کان هيءَ دعا گهرڻ لڳا يارب! جيڪو تنهنجي پاڪ ذات مون سان واعدو فرمايو آهي، سو پورو ڪر. يارب! تو مون سان جيڪو واعدو ڪيو عنايت فرماءِ. يارب! جيڪڏهن تون هن مسلمان جماعت کي هلاڪ ڪندين ته پوءِ زمين ۾ تنهنجي پوڄا نه ٿيندي. اهڙيءَ طرح حضور محبوب سائين دعا گهرندا رهيا تان جو ڪلهي مبارڪ تان چادر شريف ڪري پيئي ته حضرت ابوبڪر حاضر ٿيو ۽ چادر مبارڪ ڪلهي اقدس تي رکي ۽ عرض ڪيو يا نبي الله! توهان جي مناجات پنهنجي رب سان ڪافي ٿي ويئي، اهو تمام جلد پنهنجو واعدو پورو فرمائيندو. ان تي هيءَ آيت شريف نازل ٿي. ف٢٠ اهڙيءَ طرح پهريائين هزار ملائڪ آيا، پوءِ ٽي هزار، وري پنج هزار. حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته مسلمان ان ڏينهن ڪافرن جو پيڇو ڪندا هئا ۽ ڪافر مسلمانن جي اڳيان ڀڄندو ويندو هو. اوچتو مٿان ڪوڙي جو آواز ايندو هو ۽ سوار جو هي ڪلمو (اقدم حيزوم) يعني اڳتي وڌ اي حيزوم! ٻڌو ويندو هو. (حيزوم، حضرت جبرائيل عليه السلام جي گهوڙي جو نالو آهي) ۽ نظر ايندو هو ته مخالف جونڪ تلوار سان اڏايو ويو ۽ منهن زخمي ٿي ويو ۽ ڪري مري ويو. صحابه ڪرام جن محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن سان اهي معائنا بيان ڪيا ته حضور محبوب سائين جن فرمايو ته اها ٽئين آسماني مدد آهي. ابوجهل، حضرت ابن مسعود رضي الله تعالىٰ عنهما کي چيو ته ڪٿان ضرب آئي هئي، مارڻ وارو ته اسان کي نظر ئي نه ايندو هو! پاڻ فرمايائين ملائڪن طرفان، ان تي چوڻ لڳو، پوءِ ته اهي ئي غالب ٿيا، توهان نه غالب ٿيو. ف٢١ پوءِ پاڻهي کي گهرجي ته انهيءَ تي ڀروسو ڪري ۽ پنهنجي زور ۽ قوت ۽ اسباب وجماعت تي ناز نه ڪري. ف٢٢ حضرت ابن مسعود رضي الله تعالىٰ عنه فرمايو ته جيڪڏهن



جنگ ۾ غشي هجي ته امن آهي ۽ الله تعالىٰ جي طرف کان آهي ۽ نماز ۾ هجي ته شيطان جي طرف کان آهي. جنگ ۾ غشي جو امن هجڻ هن مان ظاهر آهي ته جنهن کي جان جو انديشو هجي، ان کي ننڊ ۽ ڏڪ ڪرڻ نه اچي، اهو خطري ۽ پريشاني ۾ رهي ٿو. سخت خوف جي وقت غشي اچڻ امن جو حاصل ٿيڻ ۽ خوف جي زوال جو دليل آهي. ڪن مفسرن چيو آهي ته جڏهن مسلمانن کي دشمنن جي گهڻائي ۽ مسلمانن جي گهٽتائي سبب جانين جو خوف ٿيو ۽ تمام گهڻي اڃ لڳي، تنهنڪري انهن تي غشي وڌي ويئي، جنهن سان انهن کي راحت حاصل ٿي ۽ ٿڪاوٽ ۽ اڃ ختم ٿي ۽ اهي دشمنن سان جنگ ڪرڻ تي قادر ٿيا. هي ننڊ انهن جي حق ۾ نعمت هئي ۽ گهڻي جماعت جي سخت خوف سبب هڪ ئي پيري سيني کي آئي. اهڙيءَ طرح هڪ ئي پيري ننڊ اچي وڃڻ عادت جي خلاف آهي، انهيءَ ڪري ڪن عالمن فرمايو آهي ته اها ننڊ اچڻ معجزي جي حڪم ۾ آهي. ف٢٣ بدر جي ڏينهن مسلمان ريگستان ۾ لٿا، سندن ۽ سندن جانورن جا پير واريءَ ۾ لهي پيا وڃن ۽ مشرڪن انهن کان اڳ ۾ ئي پاڻيءَ جي ڪنڌ (تلاءُ) تي قبضو ڪري ڇڏيو هو. صحابه ڪرام مان ڪن کي وضوءَ جي ۽ ڪن کي غسل جي ضرورت هئي ۽ اڃ جي سختي هئي، شيطان ڪين وسوسو وڌو ته توهان گمان ڪريو ٿا ته توهان حق تي آهيو، توهان ۾ الله تعالىٰ جو نبي آهي ۽ توهان الله وارا آهيو! پر حال هي آهي ته مشرڪ غالب ٿي پاڻي تي پهچي ويا. توهان وضوءَ ۽ غسل کان سواءِ نمازون پڙهو ٿا، پوءِ توهان کي دشمنن کي فتحمند ٿيڻ جي ڪهڙي اميد آهي؟! انهن کي مايوس ڪ ڏسي الله تعالىٰ پنهنجي رحمت جو مينهن موڪليو، جنهن سان جهنگ سيراب ٿيو، مسلمانن ان مان پاڻي پيتو، وضو ۽ غسل ڪيو، پنهنجن سوارين کي پياريو ۽ پنهنجا ٿانو ڀريا، ڌوڙ ختم ٿي زمين (واري) ڄمي پٽ ٿي پيئي ۽ پير ڄمڻ لڳا، ان تي صحابه ڪرام جون دليون خوش (مطمئن) ٿيون ۽ لعين شيطان جو وسوسو ختم ٿيو. اها نعمت، فتح ۽ ڪاميابي حاصل ٿيڻ جو دليل آهي. ف٢٤ انهن جي مدد ڪري ۽ انهن کي خوشخبري ڏيئي. ف٢٥ ابوداؤد مازني، جيڪو بدر ۾ حاضر هو فرمائي ٿو ته مان مشرڪ جي ڪنڌ ڪپڙائڻ سندس پٺيان لڳس، تلوار جو وار ڪير مانس پران جو مٿو منهنجي تلوار پهچڻ کان اڳ ۾ ئي ڪپجي هيٺ ڪري پيو، مان سمجهي ويس ته ان کي ڪنهن ٻئي قتل ڪيو. سهل ابن حنيف فرمائي ٿو ته بدر جي ڏينهن اسان مان ڪو فقط تلوار سان اشارو مس ڪندو هو ته تلوار پهچڻ کان اڳ ۾ ئي مشرڪ جو مٿو جسم کان جدا ٿي ڪري

رَسُوْلَهٗ فَاِنَّ اللّٰهَ شَدِيْدُ الْعِقَابِ ﴿۱۳﴾ ذٰلِكُمْ فَذُوْقُوْهُ وَاَنَّ

مخالفت ڪندو ته بيشڪ الله جو عذاب سخت آهي. اهو ته چکو ٢٦ ۽ ان سان گڏ

لِلْكٰفِرِيْنَ عَذَابَ النَّارِ ﴿۱۴﴾ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اِذَا لَقِيْتُمُ

هيءَ آهي جو ڪافرن جي واسطي باه جو عذاب آهي. و٢٧ اي ايمان وارؤ! جڏهن ڪافرن جي

الَّذِيْنَ كَفَرُوْا زَحْفًا فَلَا تُوَلُّوْهُمُ الْاَدْبَارَ ﴿۱۵﴾ وَمَنْ يُّوَلِّهِمْ

صف سان توهان جو مقابلو هجي ته انهن کي پُٺي نه ڏيو. و٢٨ جيڪو ان ڏينهن انهن

يَوْمَئِذٍ دُبُرَهٗۤ اِلَّا مُتَحَرِّفًا لِّقِتَالٍ اَوْ مُتَحَيِّزًا اِلٰى فِئَةٍ فَقَدْ

کي پُٺي ڏيندو مگر لڙائي جي حڪمت، هيٺ يا پنهنجي جماعت سان وڃي ملڻ جي واسطي پوءِ تحقيق اهو

بَآءَ بِغَضَبٍ مِّنَ اللّٰهِ وَمَاْوٰىهُ جَهَنَّمُ ؕ وَبِئْسَ الْمَصِيْرُ ﴿۱۶﴾

(پڇيندڙ) الله جي قهر ۾ موٽيو ۽ ان جو ٺڪاڻو دوزخ آهي ۽ ڪهڙي نه بُري جاءِ آهي موٽڻ جي. و٢٩

فَلَمْ تَقْتُلُوْهُمْ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ قَتَلَهُمْ ۪ وَمَا رَمَيْتَ اِذْ رَمَيْتَ وَلٰكِنَّ

پوءِ توهان انهن کي قتل نه ڪيو بلڪ الله و٣٠ کين قتل ڪيو ۽ اي محبوب جيڪا مٺي تو اڇلائي سا تو نه اُڇلائي

اللّٰهَ رَمٰى ۚ وَلِيُبْلِيَ الْمُؤْمِنِيْنَ مِنْهُ بَلَآءً حَسَنًا ؕ اِنَّ اللّٰهَ

پر الله ستي ۽ هن لاءِ ته مسلمانن کي ان سان چڱو انعام عطا فرمائي، بيشڪ

سَمِيْعٌ عَلِيْمٌ ﴿۱۷﴾ ذٰلِكُمْ وَاَنَّ اللّٰهَ مُوْهِنُ كَيْدِ الْكٰفِرِيْنَ ﴿۱۸﴾ اِنْ

الله ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي. اهو و٣١ ته ونڻو ان سان گڏ هي به ته الله ڪافرن جي سازش کي ڪمزور ڪندڙ آهي.

تَسْتَفْتِحُوْا فَقَدْ جَآءَكُمُ الْفَتْحُ ۚ وَاِنْ تَنْتَهُوْا فَهُوَ خَيْرٌ لَّكُمْ ۚ

اي ڪافرؤ! جيڪڏهن توهان فيصلو گهرو ٿا هيءَ فيصلو توهان تي اچي چڪو و٣٢ ۽ جيڪڏهن باز اچو و٣٣ ته اهو توهان جي واسطي ڀلو آهي.

وَاِنْ تَعُوْدُوْا نَعُدْ ۚ وَلَنْ تُغْنِيَ عَنْكُمْ فِئَتُكُمْ شَيْـًٔا وَّلَوْ كَثُرَتْ ۙ

۽ جيڪڏهن توهان وري شرارت ڪئي ته اسان وري سزا ڏينداسين ۽ توهان کي توهان جو ٽولو ڪو ڪم نه ڏيندو چاهي ڪيترو به گهڻو هجي

وَاَنَّ اللّٰهَ مَعَ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿۱۹﴾ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اَطِيْعُوا اللّٰهَ

۽ هيءَ ته الله مسلمانن سان گڏ آهي. اي ايمان وارؤ! الله ۽ ان جي رسول جي

وَرَسُوْلَهٗ وَلَا تَوَلَّوْا عَنْهُ وَاَنْتُمْ تَسْمَعُوْنَ ﴿۲۰﴾ وَلَا تَكُوْنُوْا

فرمانبرداري ڪريو و٣٤ ۽ ٻڌي ٻڌائي ان کان نه ڦرو. ۽ انهن وانگر نه ٿيو



پوندو هو. محبوب ڪريم صلی الله عليه وسلم جن هڪ پٿرن جي مُٺ ڪافرن تي اڇلائي ته ڪو به اهڙو ڪافر نه بچيو جنهن جي اکين ۾ ان ما ڪجهه پيو نه هجي. اهو (بدر جو) واقعو جمعي جي صبح سترهين رمضان المبارڪ سن ٢ هجري ۾ پيش آيو.

و٢٦ جيڪو بدر ۾ پيش آيو ۽ ڪافر قتل ۽ قيد ٿيا. هيءُ ته دُنيا جو عذاب آهي.

و٢٧ آخرت ۾.

و٢٨ يعني جيڪڏهن ڪافر توهان کان زياده به ڪٽي هجن، پوءِ انهن سان مقابلي ڪرڻ کان نه ڀڄو.

و٢٩ يعني مسلمانن مان، جيڪو جنگ ۾ ڪافرن جي مقابلي کان ڀڳو اهو الله تعاليٰ جي غضب ۾ گرفتار ٿيو، ان جي رهڻ جي جاءِ ٻن حالتن کان سواءِ دوزخ آهي. هڪ هيءُ ته لڙائي جو هنر يا ڪرتب ڪرڻ جي لاءِ پٺتي هٽيو هجي، اهو پٺي ڏيڻ ۽ ڀڄڻ وارو نه آهي. ٻي حالت هيءَ ته جيڪو پنهنجي جماعت ۾ ملڻ جي لاءِ پٺتي هٽيو هجي، اهو به ڀڄڻ وارو نه آهي.

و٣٠ شانِ نزول:- جڏهن مسلمان بدر جي جنگ کان واپس ٿيا ته انهن مان هڪ چوندو هو ته مان فلاڻي کي قتل ڪيو. ٻيو چوندو هو ته مان فلاڻي کي قتل ڪيو. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ فرمايو ويو ته ان قتل کي توهان پنهنجي زور ۽ قوت جي طرف منسوب نه ڪريو، جو ته اها حقيقت ۾ الله تعاليٰ جي امداد ۽ اُن جي تقويت ۽ تائيد آهي.

و٣١ فتح ۽ ڪاميابي.

و٣٢ شانِ نزول:- هي خطاب مُشرڪن کي آهي، جن بدر ۾ محبوب نبي ڪريم صلی الله عليه وسلم جن جي نسبت هيءَ دُعا گهري ته يارب! اسان مان جيڪو تو وٽ سٺو هجي، ان جي مدد ڪر ۽ جيڪو بُرو هجي اُن کي مصيبت ۾ مبتلا ڪر ۽ هڪ روايت ۾ آهي ته مُشرڪن مڪي مڪرمه کان بدر ڏانهن هلندي وقت ڪعبه معظمه جي پردن سان چنبڙي هيءَ دُعا گهري هئي ته يارب! جيڪڏهن محمد (صلی الله عليه وسلم) جن حق تي هجن ته تون انهن جي مدد فرماءِ ۽ اگر اسان حق تي هجون ته اسان جي مدد ڪر. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ته جيڪو فيصلو توهان گهريو هو، اُهو ڪيو ويو ۽ جيڪو ٽولو حق هو ان کي فتح ڏني وئي. هي توهان جو گهريل فيصلو آهي، هاڻي آسماني فيصلي سان به جيڪو انهن جو طلب ڪيل هو، اسلام جي حقانيت ثابت ٿي ابوجهل به ان جنگ ۾ ذلت ۽ خواريءَ سان ماريو ويو ۽ سندس سِر رسول الله صلی الله عليه وسلم جن جي حضور ۾ حاضر ڪيو ويو.

و٣٣ حضور محبوب سيد عالم محمد مصطفیٰ صلی الله عليه وسلم جن سان دُشمنيءَ ۽ محبوب حضور جن سان جنگ ڪرڻ کان.

و٣٤ ڇو ته رسول جي تابعداري ۾ الله تعاليٰ جي اطاعت هڪ ئي شيءِ آهي، جنهن رسول الله جي اطاعت ڪئي، ان الله تعاليٰ جي اطاعت ڪئي.

كَالَّذِيْنَ قَالُوْا سَمِعْنَا وَهُمْ لَا يَسْمَعُوْنَ ﴿۲۱﴾ اِنَّ شَرَّ

جن چيو ته اسان ٻڌو حالانڪ اهي نه ٿا ٻڌن. ف۳۵ بيشڪ سمورن جانورن

الدَّوَآبِّ عِنْدَ اللّٰهِ الصُّمُّ الْبُكْمُ الَّذِيْنَ لَا يَعْقِلُوْنَ ﴿۲۲﴾ وَ

مان بدترين الله وٽ اهي آهن جيڪي ٻوڙا گونگا آهن جن کي عقل نه آهي. ف۳۶ ۽

لَوْ عَلِمَ اللّٰهُ فِيْهِمْ خَيْرًا لَّاَسْمَعَهُمْ ؕ وَلَوْ اَسْمَعَهُمْ لَتَوَلَّوْا

جيڪڏهن الله انهن ۾ ڪا ڀلائي ف۳۷ ڄاڻي ها ته انهن کي ضرور ٻڌائي ها ۽ جيڪڏهن ف۳۸ ٻڌائي ها

وَّهُمْ مُّعْرِضُوْنَ ﴿۲۳﴾ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اسْتَجِيْبُوْا لِلّٰهِ وَ

ته اهي آخرڪار منهن موڙي ڦري وڃن ها. ف۳۹ اي ايمان وارؤ! الله ۽ رسول جي سڏ تي

لِلرَّسُوْلِ اِذَا دَعَاكُمْ لِمَا يُحْيِيْكُمْ ۚ وَاعْلَمُوْۤا اَنَّ اللّٰهَ

حاضر ٿيو ف۴۰ جڏهن رسول توهان کي سڏي ان شيءِ جي واسطي جيڪا توهان کي زندگي بخشيندي ف۴۱ ۽ ڄاڻي وٺو ته الله جو حڪم

يَحُوْلُ بَيْنَ الْمَرْءِ وَقَلْبِهٖ وَاَنَّهٗۤ اِلَيْهِ تُحْشَرُوْنَ ﴿۲۴﴾

ماڻهوءَ ۽ ان جي دلي ارادن ۾ حائل ٿي ويندو آهي ۽ ته توهان کي ان جي طرف اٿڻو آهي. ۽ ان فتني کان ڊڄندا

وَاتَّقُوْا فِتْنَةً لَّا تُصِيْبَنَّ الَّذِيْنَ ظَلَمُوْا مِنْكُمْ خَآصَّةً ۚ

رهو جيڪو هرگز توهان مان ظالمن کي ئي خاص طرح نه پهچندو ف۴۲ ڄاڻي ڇڏيو ته الله جو

وَاعْلَمُوْۤا اَنَّ اللّٰهَ شَدِيْدُ الْعِقَابِ ﴿۲۵﴾ وَاذْكُرُوْۤا اِذْ اَنْتُمْ قَلِيْلٌ

عذاب سخت آهي. ۽ ياد ڪريو ف۴۳ جڏهن توهان ٿورا هيؤ ملڪ ۾

مُّسْتَضْعَفُوْنَ فِي الْاَرْضِ تَخَافُوْنَ اَنْ يَّتَخَطَّفَكُمُ النَّاسُ

دٻيل ف۴۴ خوف ٿي ڪيو ته متان ماڻهو توهان کي جهٽي هٽي کڻي نه وڃن پوءِ ان توهان کي ف۴۵ جاءِ ڏني ۽

فَاٰوٰىكُمْ وَاَيَّدَكُمْ بِنَصْرِهٖ وَرَزَقَكُمْ مِّنَ الطَّيِّبٰتِ لَعَلَّكُمْ

پنهنجي مدد سان توهان کي مضبوط ڪيائين ۽ پاڪ شين توهان کي روزي ڏنائين ف۴۶ ته متان توهان احسان مڃيو.

تَشْكُرُوْنَ ﴿۲۶﴾ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَخُوْنُوا اللّٰهَ وَالرَّسُوْلَ وَ

اي ايمان وارؤ! الله ۽ رسول سان دغا نه ڪريو ف۴۷ ۽ پنهنجن امانتن ۾

تَخُوْنُوْۤا اَمٰنٰتِكُمْ وَاَنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ﴿۲۷﴾ وَاعْلَمُوْۤا اَنَّمَاۤ اَمْوَالُكُمْ وَ

خيانت ڄاڻي واڻي ڪريو. ۽ يقين ڪريو ته توهان جا مال ۽ توهان



ف۳۵ ڇو ته جيڪو ٻڌي، فائدو حاصل نه ڪري ۽ نصيحت قبول نه ڪري، ان جو ٻڌڻ، نه ٻڌڻ برابر آهي ۽ اهو منافقن ۽ مشرڪن جو حال آهي. مسلمانن کي انهن کان پري رهڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي. ف۳۶ نه اهي حق ٻڌن ٿا نه حق ڳالهائن ٿا، نه حق کي سمجهن ٿا ۽ عقل ۽ زبان ۽ ڪنن کان فائدو حاصل نه ٿا ڪن. جانورن کان به بدتر آهن ڇو ته اهي ڄاڻي واڻي ٻوڙا ۽ گونگا ٿين ٿا ۽ عقل سان دشمني ڪن ٿا. شان نزول:- هيءَ آيت بني عبدالدار بن قصي جي حق ۾ نازل ٿي جيڪي چوندا هئا ته جيڪو ڪجهه محمد (مصطفیٰ صلی الله علیه وسلم) جن آندو، اسان ان کان ٻوڙا، گونگا ۽ انڌا آهيون. اهي سڀ ماڻهو احد جي جنگ ۾ قتل ٿيا ۽ انهن مان صرف ٻن شخصن ايمان آندو مصعب بن عمير ۽ سويبط بن حرملہ. ف۳۷ يعني سچائي ۽ رغبت. ف۳۸ موجوده حالت ۾ ڄاڻندي ته انهن ۾ سچائي ۽ رغبت نه آهي. ف۳۹ پنهنجي دشمني ۽ حق سان دشمني جي سبب. ف۴۰ ڇو ته رسول جو سڏڻ الله جو ئي سڏڻ آهي. بخاري شريف ۾ سعيد بن معلیٰ کان روايت آهي. فرمائي ٿو ته مان مسجد ۾ نماز پڙهي رهيو هوس ته مون کي محبوب رسول اڪرم صلی الله علیه وسلم جن سڏيو. مان جواب نه ڏنو. پر نماز کان پوءِ خدمت اقدس ۾ حاضر ٿي عرض گذاريم يارسول الله! آئون نماز پڙهي رهيو هئس. حضور محبوب سائين صلی الله علیه وسلم جن فرمايو ته ڇا! الله تعالیٰ هيءُ نه فرمايو آهي ته الله ۽ رسول جي سڏ تي حاضر ٿيو. ايئن ئي ٻي حديث ۾ آهي ته حضرت اُبي بن ڪعب نماز پڙهي رهيو هو. محبوب سائينءَ ان کي سڏيو. ان جلدي نماز پوري ڪري، سلام عرض ڪيو. محبوب سائين فرمايو تو کي جواب ڏيڻ کان ڪهڙي ڳالهه منع ڪيو. عرض ڪيائين حضور! مان نماز ۾ هئس. حضور جن فرمايو ڇا! توهان قرآن پاڪ ۾ هي نه ڏٺو آهي ته الله ۽ رسول جي سڏ تي حاضر ٿيو. عرض ڪيائين بيشڪ آئنده ايئن نه ٿيندو. ف۴۱ هن شيءِ مان يا ايمان مراد آهي ڇو ته ڪافر مُئل هوندو آهي، ايمان سان ان کي زندگي حاصل ٿيندي آهي. قتاده چيو ته اها شيءِ قرآن آهي ڇو ته ان سان دلين جي زندگي ۽ ڇوٽڪارو ان ۾ آهي ۽ ٻنهي جهانن جي پناهه آهي. محمد بن اسحاق چيو ته اها شيءِ جهاد آهي ڇو ته ان جي صدقي الله تعالیٰ ذلت کان پوءِ عزت عطا فرمائي ٿو. ڪن مفسرن فرمايو ته اها شهادت آهي، ڇو ته شهيد پنهنجي رب وٽ زنده آهن. ف۴۲ بلڪ جيڪڏهن توهان ان کان نه ڊنؤ ته ان جي سبب يعني ممنوعات کي نه ڇڏيو ته اهو فتنو نازل ٿيو ته اهي نه ٿيندو ته ان ۾ خاص ظالم ۽ بدڪاري مبتلا ٿين، بلڪ اهو نيڪ ۽ بڇڙي سڀني کي پهچي ويندو. حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته الله تعالیٰ مؤمنن کي حڪم فرمايو ته اهي پنهنجي وچ ۾ ممنوعات نه ٿيڻ ڏين يعني پنهنجي طاقت تائين برائين کي روڪين ۽ گناهه ڪرڻ وارن کي گناهه کان روڪين. جيڪڏهن انهن ايئن نه ڪيو ته پوءِ انهن سڀني کي عام عذاب ٿيندو ۽ گنهگار ۽ غير گنهگار سڀني کي پهچندو. حديث شريف ۾ آهي ته سيد عالم محبوب اعظم صلی الله علیه وسلم جن فرمايو ته الله تعالیٰ مخصوص ماڻهن جي عمل تي عام عذاب نه ٿو ڪري جيستائين عام طور تي ماڻهو ايئن نه ڪن. جو ممنوعات کي پنهنجي وچ ۾ ٿيندو ڏسندا رهن ۽ ان جي روڪڻ ۽ منع ڪرڻ تي قادر هجڻ جي باوجود ان کي نه روڪين، نه منع ڪن. جڏهن ايئن ٿيندو آهي ته پوءِ الله تعالیٰ عذاب ۾ عام ۽ خاص سڀني کي مبتلا ڪندو آهي. ابوداؤد جي حديث ۾ آهي ته جيڪو شخص ڪنهن قوم ۾ گناهن اندر سرگرم هجي ۽ باوجود قدرت جي اهي ماڻهو ان کي نه روڪين ته الله تعالیٰ مرڻ کان اڳ انهن کي عذاب ۾ مبتلا ڪري ٿو. هن مان معلوم ٿيو ته جيڪا قوم نهي عن المنڪر ڇڏي ٿي ڏئي ۽ ماڻهن کي گناهن کان نه ٿي روڪي، اها پنهنجي ان فرض جي ڇڏڻ جي شامت ۾ عذاب ۾ مبتلا ٿئي ٿي. ف۴۳ اي مؤمنؤ مهاجرؤ اسلام جي شروعات ۾ هجرت ڪرڻ کان اڳ مڪي معظم ۾. ف۴۴ قريش توهان تي غالب هئا ۽ توهان. ف۴۵ مديني طيبه ۾. ف۴۶ يعني غنيمت جا مال جيڪي توهان کان اڳ ڪنهن امت لاءِ حلال نه ڪيا ويا هئا. ف۴۷ فرض جو ڇڏي ڏيڻ الله تعالیٰ سان خيانت ڪرڻ آهي ۽ سنت کي ڇڏڻ محبوب رسول الله صلی الله علیه وسلم جن سان خيانت. شان نزول:- هيءَ آيت ابولبابه هارون بن عبدالمنذر انصاري جي حق ۾ نازل ٿي. واقعو هيءُ آهي ته حضور محبوب رسول ڪريم صلی الله علیه وسلم جن بني قريظه يهودين جو ٻن هفتن کان وڌيڪ عرصي تائين گهيرو فرمايو. اهي ان گهيري کان تنگ اچي ويا ۽ سندن دليون خوفزده ٿي ويون، تڏهن سندن سردار ڪعب بن اسد هي چيو ته هاڻي ٽي صورتون آهن. يا ته ان شخص (سيد عالم صلی الله علیه وسلم جن) جي تصديق ڪريو ۽ سندس بيعت ڪريو ڇو ته خدا جو قسم! اهو نبي مرسل آهي. اهو ظاهر ٿي چڪو ۽ اهو اهو ئي رسول آهي جنهن جو اسان جي ڪتاب ۾ ذڪر آهي. مٿس ايمان آڻبو ته جان، مال ۽ اولاد سڀ محفوظ رهندا. مگر قوم ان ڳالهه کي نه مڃيو ڪعب ٻي صورت ٻڌائيندي چيو ته جيڪڏهن توهان ان کي نٿا مڃيو ته اچو پهريائين اسان پنهنجن زالن ۽ ٻارن کي قتل ڪريون، ان کان پوءِ تلوارون اڀيون ڪري محمد مصطفیٰ صلی الله علیه وسلم جن ۽ سندن صحابه ڪرام سان مقابلو ڪريون جيئن بالفرض قتل ٿيڻ کان پوءِ اهل ۽ اولاد جو غم نه رهي. ان تي قوم چيو ته اهل ۽ اولاد کان سواءِ جيئڻ ڪهڙي ڪم جو. ڪعب چيو ته اها ڳالهه به منظور نه آهي ته پوءِ پلاني ڪريم محبوب عالم صلی الله علیه وسلم جن کي صلح جي درخواست پيش ڪريو، شايد ان ۾ ڪا ٻچڻ جي صورت نڪري؟ انهن حضور جن کي صلح جي درخواست ڪئي. پر محبوب سائين قبول نه فرمائي سواءِ هن جي ته پنهنجي حق ۾ سعد بن معاذ جو فيصلو قبول ڪن. ان تي انهن چيو ته اسان ڏانهن ابولبابه کي موڪليو، ڇو ته ابولبابه سان انهن جا تعلقات هئا ۽ ابولبابه جو مال ۽ سندس اولاد ۽ عيال سڀ بني قريظه وٽ ئي هئا. حضور محبوب سائين ابولبابه کي موڪلي ڏنو. بني

اَوۡلَادُكُمۡ فِتۡنَةٌ ۙ وَّاَنَّ اللّٰهَ عِنۡدَهٗۤ اَجۡرٌ عَظِيۡمٌ ﴿۲۸﴾ يٰۤاَيُّهَا

جي اولاد سڀ فتنو آهن ف۴۸ ۽ الله وٽ وڏو ثواب آهي. ف۴۹ اي ايمان وارؤ

الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡۤا اِنۡ تَتَّقُوا اللّٰهَ يَجۡعَلۡ لَّكُمۡ فُرۡقَانًا وَّيُكَفِّرۡ عَنۡكُمۡ

جيڪڏهن الله کان ڊڄندؤ ف۵۰ ته توهان کي اهو ڪجهه ڏيندو جنهن سان حق کي باطل کان جدا ڪري سگهو ۽ توهان

سَيِّاٰتِكُمۡ وَيَغۡفِرۡ لَكُمۡ ؕ وَاللّٰهُ ذُو الۡفَضۡلِ الۡعَظِيۡمِ ﴿۲۹﴾ وَاِذۡ يَمۡكُرُ

جي برائين کي ميٽيندو ۽ توهان کي بخشي ڇڏيندو ۽ الله وڏي فضل وارو آهي . ۽

بِكَ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا لِيُثۡبِتُوۡكَ اَوۡ يَقۡتُلُوۡكَ اَوۡ يُخۡرِجُوۡكَ ؕ

اي محبوب! ياد ڪر جڏهن ڪافر تنهنجي خلاف سازش ڪري رهيا هئا جو توکي بند ڪن يا شهيد ڪن يا ٻاهر ڪڍي ڇڏن ف۵۱

وَيَمۡكُرُوۡنَ وَيَمۡكُرُ اللّٰهُ ؕ وَاللّٰهُ خَيۡرُ الۡمٰكِرِيۡنَ ﴿۳۰﴾ وَاِذَا تُتۡلٰى

۽ انهن پنهنجي سازش سٽي ۽ الله پنهنجي مخفي تدبير فرمائي ۽ الله جي خفيه سٽ سڀني کان بهتر آهي . ۽ جڏهن انهن

عَلَيۡهِمۡ اٰيٰتُنَا قَالُوۡا قَدۡ سَمِعۡنَا لَوۡ نَشَآءُ لَقُلۡنَا مِثۡلَ هٰذَاۤ ۙ

تي اسان جون آيتون پڙهيون وڃن ٿيون ته چوندا آهن ها ٻڌو اسان ٻڌو، اسان گهرون ته اسان به اهڙو ڪلام چئي ڏيکاريون ها

اِنۡ هٰذَاۤ اِلَّاۤ اَسَاطِيۡرُ الۡاَوَّلِيۡنَ ﴿۳۱﴾ وَاِذۡ قَالُوا اللّٰهُمَّ اِنۡ كَانَ

هي ته نه آهن مگر اڳين جا قصا. ف۵۲ ۽ جڏهن چيائون ف۵۳ ته اي الله جيڪڏهن اهو ئي

هٰذَا هُوَ الۡحَـقَّ مِنۡ عِنۡدِكَ فَاَمۡطِرۡ عَلَيۡنَا حِجَارَةً مِّنَ السَّمَآءِ

(قرآن) تنهنجي طرفان حق آهي ته اسان تي آسمان کان پٿر وسا ۽

اَوِ ائۡتِنَا بِعَذَابٍ اَلِيۡمٍ ﴿۳۲﴾ وَمَا كَانَ اللّٰهُ لِيُعَذِّبَهُمۡ وَاَنۡتَ

يا اسان تي ڪو المناڪ عذاب آڻ. ۽ الله جو ڪم نه آهي انهن کي عذاب ڏيڻ جيستائين محبوب!

فِيۡهِمۡ ؕ وَمَا كَانَ اللّٰهُ مُعَذِّبَهُمۡ وَهُمۡ يَسۡتَغۡفِرُوۡنَ ﴿۳۳﴾ وَمَا لَهُمۡ

تون انهن ۾ تشريف فرما هجين ف۵۴ ۽ نه ئي الله انهن کي عذاب ڏيڻ وارو آهي جيستائين جو هي بخشش گهرندا هجن ف۵۵ ۽

اَلَّا يُعَذِّبَهُمُ اللّٰهُ وَهُمۡ يَصُدُّوۡنَ عَنِ الۡمَسۡجِدِ الۡحَـرَامِ

انهن کي الله ڇو نه سزا ڏي اُهي ته مسجد حرام کان (ماڻهن کي) روڪي رهيا آهن ف۵۶

وَمَا كَانُوۡۤا اَوۡلِيَآءَهٗ ؕ اِنۡ اَوۡلِيَآؤُهٗۤ اِلَّا الۡمُتَّقُوۡنَ وَلٰـكِنَّ اَكۡثَرَهُمۡ

۽ اهي ان جا اهل نه آهن ف۵۷ ۽ ان جا وارث ته پرهيزگار ئي آهن پر انهن مان گهڻن کي

ع ٣ ٦ ١٧

قريظه کان نسٽ راءِ معلوم ڪئي ته ڇا اسان سعد بن معاذ جو فيصلو منظور ڪريون جو به پنهنجي مرضيءَ سان اسان جي حق ۾ فيصلو ڏئي، سو اسان کي قبول ڇا جي؟ ابولبابه پنهنجي ڪنڌ تي هٿ رکي اشارو ڪيو ته اها ته ڪنڌ ڪپائڻ جي ڳالهه آهي ابولبابه چوي ٿو ته منهنجا پير پنهنجي جاءِ تان هٽيائي نه هئا ته منهنجي دل ۾ هي ڳالهه جمي ويئي ته مون کان الله ۽ رسول سان خيانت واقع ٿي. اهو سوچي، حضور محبوب صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ ته نه آيو، پر سڌو مسجد شريف ۾ وڃي هڪ ٿنڀي سان پاڻ کي ٻڌرايائين ۽ چيائين الله جو قسم ايستائين ڪجهه نه کائيندس نه پيئندس، جيستائين الله تعالى توبهه قبول فرمائي يا مري وڃان. پوءِ وقتا فوقتا سندس گهرواري اچي کيس نماز ۽ قضا حاجت لاءِ اچي کوليندي هئي، ان کان پوءِ ٻڌو ويندو هو. محبوب سائينءَ کي جڏهن اها خبر پهتي ته فرمايائون ته ابولبابه جيڪڏهن مون وٽ اچي ها ته ان لاءِ بخشش جي دعا گهران ها. پر جڏهن ان پنهنجو پاڻ کي ٻڌرايو آهي ته هاڻي آءٌ ان کي نه کوليندس جيستائين الله تعالى سندس توبهه قبول نه ڪري. ابولبابه ستن ڏينهن تائين بغير ڪنهن کائڻ پيئڻ جي ٻڌل رهيو، تان جو بي هوش ٿي ڪري پيو. پوءِ الله تعالى ٻاجهه فرمائي سندس توبهه قبول فرمائي. صحابن کيس توبهه قبول ٿيڻ جي خوشخبري ڏني، ان چيو ته خدا جو قسم! جيستائين محبوب سائين صلى الله عليه وسلم جن رحم فرمائي مون کي پاڻ نه کوليندا، تيستائين مان پاڻ کي نه کوليندس. آخر حضرت محبوب سائين ان کي اچي پنهنجن مبارڪ هٿن سان کوليو. ابولبابه چيو ته منهنجي توبهه اُن وقت پوري ٿيندي جڏهن مان پنهنجي قوم جو ڳوٺ ڇڏيان، جنهن ۾ مون کان هي خطا سرزد ٿي ۽ مان پنهنجي سموري مال کي پنهنجي قبضي مان ڪڍي ڇڏيان. حضور محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو ته ٽئون حصو مال جو صدقو ڪرڻ ڪافي آهي. اُن جي حق ۾ هيءَ آيت نازل ٿي.

ف۴۸ جو آخرت جي ڪمن ۾ رڪاوٽ ٿئي ٿو. ف۴۹ پوءِ عقل واري کي گهرجي ته انهيءَ جو طلبگار رهي ۽ مال ۽ اولاد جي سبب ان کان محروم نه ٿئي. ف۵۰ هن طرح ته گناهه ڇڏي ڏيو ۽ عبادت ۽ طاعت بجا آڻيو. ف۵۱ هن ۾ اُن واقعي جو بيان آهي جيڪو حضرت ابن عباس رضي الله تعالى عنهما ذڪر فرمايو ته قريش ڪافر دارالندوه (ڪميٽي گهر) ۾ محبوب رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي نسبت مشوري ڪرڻ لاءِ گڏ ٿيا ته ابليس لعين هڪ پوڙهي جي صورت ۾ انهن وٽ آيو ۽ چوڻ لڳو ته مان نجد جو شيخ آهيان، مون کي توهان جي هن اجتماع جو اطلاع مليو ته مان آيس. مان توهان جو ساٿي آهيان، مون کان ڪجهه به نه لڪائجو، ته انهي معاملي ۾ پنهنجي راءِ سان توهان جي مدد ڪندس. انهن کيس مجلس ۾ شامل ڪيو ۽ محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي متعلق راءِ ڏيڻ شروع ٿي. ابوالبختري چيو ته منهنجي راءِ هيءَ آهي ته محمد (صلى الله عليه وسلم) جن کي پڪڙي هڪ هنڌ قيد ۾ رکو ۽ کيس مضبوط رسين سان ٻڌي ڇڏيو. دروازو بند ڪري فقط سوراخ ڇڏيو، جنهن مان کيس ڪڏهن ڪڏهن کاڌو پيتو ڏنو وڃي ۽ (معاذالله) اهوا تي ئي هلاڪ ٿي وڃي. اُن تي شيطان لعين (جيڪو شيخ نجدي ٿي آيو هو) تمام ناخوش ٿيو ۽ ڪين چيو ته اها راءِ نهايت گهٽ آهي. اها خبر مشهور ٿيندي ۽ سندس صحابه ايندا ۽ توهان سان مقابلو ڪندا ۽ توهان جي هٿان ڇڏائيندا. ماڻهن چيو ته شيخ نجدي نيڪ ٿو چوي. پوءِ هشام بن عمرو اٿي ڪري ٿيو. ان چيو ته منهنجي راءِ آهي ته اُن (محمد مصطفى صلى الله عليه وسلم جن) کي اُٺ تي سوار ڪري پنهنجي شهر مان ڪڍي ڇڏيو، پوءِ اهو جو ڪجهه ڪندو، تنهن مان توهان کي ڪو به نقصان نه پهچندو. ابليس لعين انهيءَ راءِ کي به ناپسند ڪيو ته جنهن شخص توهان جا هوش اُڏائي ڇڏيا ۽ توهان جي عقلمندن کي حيران بڻائي ڇڏيو، تنهن کي توهان ٻين جي طرف موڪليو ٿا. توهان اُن جي مٺي گفتگو، سيف زباني، دلڪشي نه ڏٺي آهي، جيڪڏهن توهان ائين ڪندؤ ته اهو ٻي قوم جون دليون ڦيرائي، انهن ماڻهن سان گڏجي توهان تي چڙهائي ڪندو. مجمعي وارن چيو ته شيخ نجدي جي راءِ نيڪ آهي. ان تي ابوجهل اٿيو ۽ راءِ ڏيندي چيو ته قريش جي هر خاندان مان هڪ هڪ عالي نسب جوان منتخب ڪيو وڃي، تن کي تيز تلوارون ڏنيون وڃن، اهي گڏجي حضرن تي حملو ڪري کين قتل ڪن ته پوءِ بنو هاشم قريش جي سڀني قبيلن سان نه لڙي سگهندا. مطلب ته خون جو بدلو ڏيڻو پوي ته اهو ڏنو وڃي. ابليس لعين انهيءَ تجويز کي پسند ڪيو ۽ ابوجهل جي گهڻي تعريف ڪئي ۽ سڀني جو انهيءَ تي اتفاق ٿيو. حضرت جبرائيل امين محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ حاضر ٿي واقعو پيش ڪيو ۽ عرض ڪيو ته حضور محبوب پنهنجي رهائش گاهه ۾ رات جو نه رهو. الله تعالى حڪم ڏنو آهي مديني طيبه جو ارادو فرمايو. محبوب سائين، علي المرتضى کي رات پنهنجي بستري مبارڪ تي رهڻ جو حڪم ڏنو ۽ فرمايو ته اسان جي چادر مبارڪ ويڙهيو توکي ڪا ناپسند ڳالهه پيش نه ايندي ۽ حضور محبوب سائين دولت سراءِ اقدس کان ٻاهر تشريف وٺي آيا ۽ هڪ مٺ مٽيءَ جي کڻي اِنَّا جَعَلۡنَا فِىۡۤ اَعۡنَاقِهِمۡ اَغۡلٰلًا آيت پڙهي گهيري ڪندڙن تي اڇلائي سا سڀني جي اکين ۽ مٿن تي پهچي سڀني کي انڌو ڪري ڇڏيو ۽ محبوب سائين کي ڪو به نه ڏسي سگهيو ۽ حضور محبوب سائين ابوبڪر صديق سان گڏ غار ثور ۾ تشريف وٺي ويا ۽ حضرت علي المرتضى کي ماڻهن جي امانتن کي واپس پهچائڻ جي لاءِ مڪه مڪرمه ۾ ڇڏيائون. مشرڪ ساري رات سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي دولت سراءِ جو پهرو ڏيندا رهيا. صبح جو جڏهن قاتلانه حملو ڪيائون ته ڏٺائون حضرت

لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿٣٤﴾ وَمَا كَانَ صَلَاتُهُمْ عِنْدَ الْبَيْتِ اِلَّا مُكَآءً

علم نه آهي. ۽ ڪعبي وٽ انهن جي نماز نه آهي مگر سيٽي ۽

وَّتَصْدِيَةً ؕ فَذُوْقُوا الْعَذَابَ بِمَا كُنْتُمْ تَكْفُرُوْنَ ﴿٣٥﴾ اِنَّ

تاڙي وڄائڻ ف۵۸ پوءِ عذاب چکو ف۵۹ پنهنجي ڪفر جي بدلي. بيشڪ

الَّذِيْنَ كَفَرُوْا يُنْفِقُوْنَ اَمْوَالَهُمْ لِيَصُدُّوْا عَنْ سَبِيْلِ

ڪافر پنهنجو مال خرچ ڪندا آهن هن لاءِ ته الله جي راهه کان روڪن ف۶۰

اللّٰهِ ؕ فَسَيُنْفِقُوْنَهَا ثُمَّ تَكُوْنُ عَلَيْهِمْ حَسْرَةً ثُمَّ يُغْلَبُوْنَ ۬ؕ

پوءِ هاڻ ته اهو خرچ ڪندا، پوءِ ان تي پڇتائيندا يا پشيمان ٿيندا ف۶۱ پوءِ مغلوب ڪيا ويندا

وَالَّذِيْنَ كَفَرُوْٓا اِلٰى جَهَنَّمَ يُحْشَرُوْنَ ﴿٣٦﴾ لِيَمِيْزَ اللّٰهُ الْخَبِيْثَ

۽ ڪافرن جو حشر جهنم ڏانهن ٿيندو، هن جي واسطي ته الله پليت کي پاڪ

مِنَ الطَّيِّبِ وَيَجْعَلَ الْخَبِيْثَ بَعْضَهٗ عَلٰى بَعْضٍ فَيَرْكُمَهٗ

کان جدا فرمائي ڇڏي ف۶۲ ۽ پليتن کي هڪ ٻئي مٿان رکي سمورن کي هڪ ڍير

جَمِيْعًا فَيَجْعَلَهٗ فِيْ جَهَنَّمَ ؕ اُولٰٓئِكَ هُمُ الْخٰسِرُوْنَ ﴿٣٧﴾ قُلْ

بڻائي جهنم ۾ وجهي ڇڏي، اهي ئي نقصان پائڻ وارا آهن. ف۶۳ تون ڪافرن کي

لِّلَّذِيْنَ كَفَرُوْٓا اِنْ يَّنْتَهُوْا يُغْفَرْ لَهُمْ مَّا قَدْ سَلَفَ ۚ

فرماءِ ته جيڪڏهن اهي مڙي وڃن ته جيڪي ٿي گذريو سو انهن کي معاف فرمايو ويندو ف۶۴

وَاِنْ يَّعُوْدُوْا فَقَدْ مَضَتْ سُنَّتُ الْاَوَّلِيْنَ ﴿٣٨﴾ وَقَاتِلُوْهُمْ

۽ جيڪڏهن وري ساڳي ڪجهه ڪن ته اڳين جو طريقو گذري چڪو آهي. ف۶۵ ۽ انهن سان

حَتّٰى لَا تَكُوْنَ فِتْنَةٌ وَّيَكُوْنَ الدِّيْنُ كُلُّهٗ لِلّٰهِ ۚ فَاِنِ

لڙائي ڪريو ايستائين جو ڪو به فساد باقي نه رهي ف۶۶ ۽ سمورو دين الله جو ئي ٿي وڃي، پوءِ جيڪڏهن

انْتَهَوْا فَاِنَّ اللّٰهَ بِمَا يَعْمَلُوْنَ بَصِيْرٌ ﴿٣٩﴾ وَاِنْ تَوَلَّوْا

اهي رُڪجي وڃن ته الله سندن ڪم ڏسي رهيو آهي. ۽ جيڪڏهن اهي مُنهن ڦيرن ف۶۷

فَاعْلَمُوْٓا اَنَّ اللّٰهَ مَوْلٰىكُمْ ؕ نِعْمَ الْمَوْلٰى وَنِعْمَ النَّصِيْرُ ﴿٤٠﴾

ته يقين ڪريو ته الله توهان جو مولىٰ آهي ف۶۸ ڪهڙو نه بهتر مولىٰ آهي ۽ ڪهڙو نه چڱو مددگار آهي.

علي آهي. ان کان حضور پاڪ جي خبر معلوم ڪيائون ته ڪٿي آهن؟ ان فرمايو ته اسان کي معلوم نه آهي. پوءِ تلاش جي لاءِ نڪتا. جڏهن غار وٽ پهتا ته اُتي ڪوريئڙي جو جار ڏسي چوڻ لڳا ته جيڪڏهن هن ۾ داخل ٿين ها ته جارو باقي نه رهي ها. محبوب سائين ان غار ۾ ٽي ڏينهن رهيا، پوءِ مدينه طيبه روانا ٿيا. ف۵۲ شان نزول:- هيءَ آيت نضر بن حارث جي حق ۾ نازل ٿي جنهن محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن کان قرآن پاڪ ٻڌي، چيو هو ته اسان چاهيون ته اسان به اهڙو ئي ڪلام چئي وٺون. الله تعالىٰ ان جو اهو مقولو نقل ڪيو ته ان ۾ سندن ڪمال بي شرمي ۽ بي حيائي آهي جو قرآن پاڪ جي حد مقرر ڪرڻ ۽ عرب جي فصيحن کي قرآن ڪريم جي مثل هڪ سورت ٺاهڻ جون دعوتون ڏيڻ ۽ انهن سڀني جو عاجز ۽ ڪمزور رهڻ کان پوءِ اهو ڪلمو چوڻ ۽ اهڙي ڪوڙي دعوىٰ ڪرڻ نهايت ذليل حرڪت آهي. ف۵۳ ڪافرن ۾ اهو چوڻ وارو نضر بن حارث هو يا ابو جهل، جيئن بخاري ۽ مسلم جي حديث ۾ آهي. ف۵۴ ڇو ته رحمة للعالمين ٻاڻائي موڪليا ويا آهيو ۽ سنت الهيه هي آهي ته جيستائين ڪنهن قوم ۾ سندن نبي موجود هجن، انهن تي عام بربادي جو عذاب نه موڪلجي جنهن سان سمورا هلاڪ ٿي وڃن ۽ ڪو به نه بچي. مفسرن جي هڪ جماعت جو قول آهي ته هيءَ آيت محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن تي ان وقت نازل ٿي

ع ۴ ۹ ۱۸

جڏهن پاڻ مڪه مڪرمه ۾ مقيم هئا. پوءِ جڏهن پاڻ هجرت فرمائون ۽ ڪجهه مسلمان رهجي ويا، جيڪي استغفار ڪندا هئا ته وَمَا كَانَ اللّٰهُ مُعَذِّبَهُمْ نازل ٿي، جنهن ۾ ٻڌايو ويو ته جيستائين استغفار ڪرڻ وارا ايماندار موجود آهن، ان وقت تائين به عذاب نه ايندو. پوءِ جڏهن اهي سڀئي به مديني طيبه روانا ٿي ويا ته پوءِ الله تعالىٰ فتح مڪه جو حڪم ڏنو ۽ اهو عذاب موعود اچي ويو، جنهن جي نسبت هن آيت ۾ فرمايو ويو وَمَا لَهُمْ اَلَّا يُعَذِّبَهُمُ اللّٰهُ. محمد بن اسحاق چيو ته مَا كَانَ اللّٰهُ لِيُعَذِّبَهُمْ به ڪافرن جو مقولو آهي، جيڪو ڪانئن حڪايتًا نقل ڪيو ويو. الله تعالىٰ سندن جهالت جو ذڪر فرمايو ته هن قدر بي وقوف آهن. پاڻ به ته هيءُ چون ٿا يارب! جيڪڏهن هي تنهنجي طرف کان حق آهي ته اسان تي عذاب نازل ڪر ۽ پاڻ ئي هي چون ٿا ته يا محمد (صلى الله عليه وسلم) جيستائين توهان آهيو، عذاب نازل نه ٿيندو، ڇو ته ڪا امت پنهنجي نبيءَ جي موجودگيءَ ۾ هلاڪ نه ٿي ڪئي وڃي. ڪيتري قدر معارض اقوال آهن. ف۵۵ هن آيت مان ثابت ٿيو ته استغفار، عذاب کان امن ۾ رهڻ جو ذريعو آهي. حديث شريف ۾ آهي ته الله تعالىٰ منهنجي امت جي لاءِ ٻه امانتون لاٿيون. هڪ منهنجو انهن ۾ تشريف فرما ٿيڻ، ٻيو انهن جو استغفار ڪرڻ. ف۵۶ ۽ مؤمنن کي طوافِ ڪعبه جي لاءِ نٿا اچڻ ڏين. جيئن حديبيه واري واقعي جي سال حضور محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن ۽ سندن صحابه ڪرام کي روڪيو. ف۵۷ ۽ ڪعبه جي امور ۾ تصرف ۽ انتظام جو ڪو اختيار نٿا رکن ڇو ته مُشرڪ آهن. ف۵۸ يعني نماز جي جاءِ تي سيٽي تاڙي وڄائن ٿا. حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته قريش اگهاڙا ٿي، خانهءِ ڪعبه جو طواف ڪندا هئا، سيٽيون ۽ تاڙيون وڄائيندا هئا ۽ سندن اهو فعل يا ته هن ڪوڙي عقيدي کان هو جو سيٽي ۽ تاڙي وڄائڻ عبادت آهي يا وري هن شرارت کان ته سندن انهيءَ شور کان محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن کي نماز ۾ پريشاني ٿئي. ف۵۹ قتل ۽ قيد جو بدر ۾. ف۶۰ يعني ماڻهن کي الله تعالىٰ ۽ سندس رسول تي ايمان آڻڻ کان منع ڪندڙ ٿين. شان نزول:- هي آيت ڪافرن مان اُنهن ٻارهن قريشن جي حق ۾ نازل ٿي، جن ڪافرن جي لشڪر جو کاڌو پيتو پنهنجي ذمي کنيو هو ۽ هر هڪ انهن مان ڏهه لشڪري ڏينهن ڏهه اُٺ ڪهندو هو. ف۶۱ ته مال به ويو ۽ ڪم به نه بڻيو. ف۶۲ يعني ڪافرن جي ٽولي کي مؤمنن جي ٽولي کان ممتاز ڪري. ف۶۳ جو دُنيا ۽ آخرت جي نقصان ۾ رهيا ۽ پنهنجو مال خرچ ڪري آخرت جو عذاب مُوڙي ورتو. ف۶۴ مسئلو:- هن آيت مان معلوم ٿيو ته ڪافر جڏهن ڪفر کان باز اچي ۽ اسلام آڻي ته ان جو پهريون ڪفر ۽ گناهه معاف ٿي وڃن ٿا. ف۶۵ جو الله تعالىٰ پنهنجي دشمنن کي هلاڪ ڪري ٿو ۽ پنهنجن نبين ۽ ولين جي مدد فرمائي ٿو. ف۶۶ يعني شرڪ. ف۶۷ ايمان آڻڻ کان. ف۶۸ ان جي مدد تي ڀروسو ڪو.

وَاعْلَمُوْٓا اَنَّمَا غَنِمْتُمْ مِّنْ شَيْءٍ فَاَنَّ لِلّٰهِ خُمُسَهٗ وَلِلرَّسُوْلِ

۽ توهان کي ڄاڻ رهي ته جو ڪجهه غنيمت حاصل ڪريو ف٦٩ ته ان جو پنجون حصو خاص الله ۽ رسول

وَلِذِي الْقُرْبٰى وَالْيَتٰمٰى وَالْمَسٰكِيْنِ وَابْنِ السَّبِيْلِ اِنْ

۽ قرابت وارن ۽ يتيمن ۽ محتاجن ۽ مسافرن جو آهي ف٧٠ جيڪڏهن

كُنْتُمْ اٰمَنْتُمْ بِاللّٰهِ وَمَآ اَنْزَلْنَا عَلٰى عَبْدِنَا يَوْمَ الْفُرْقَانِ

توهان ايمان آندو آهي الله تي ۽ ان تي جيڪو اسان پنهنجي ٻانهي تي فيصلي جي ڏينهن نازل

يَوْمَ الْتَقَى الْجَمْعٰنِ ؕ وَاللّٰهُ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ﴿٤١﴾ اِذْ اَنْتُمْ

ڪيو، جنهن ڏينهن ٻئي فوجون ٽڪرايون ف٧١ ۽ الله سڀ ڪجهه ڪري سگهي ٿو. جڏهن توهان

بِالْعُدْوَةِ الدُّنْيَا وَهُمْ بِالْعُدْوَةِ الْقُصْوٰى وَالرَّكْبُ اَسْفَلَ

نالي جي اورئين ڪناري تي هئا ف٧٢ ۽ ڪافر پرئين ڪناري ۽ قافلو ف٧٣ توهان کان هيٺاهين ف٧٤ تي هو

مِنْكُمْ ؕ وَلَوْ تَوَاعَدْتُّمْ لَاخْتَلَفْتُمْ فِي الْمِيْعٰدِ ۙ وَلٰكِنْ لِّيَقْضِيَ

ف٧٥ ۽ جيڪڏهن توهان پاڻ ۾ ڪو پروگرام طئي ڪريو ها ته ضرور وقت تي برابر پهچو ها پر اهو ان ڪري ته الله پورو

اللّٰهُ اَمْرًا كَانَ مَفْعُوْلًا ۙ لِّيَهْلِكَ مَنْ هَلَكَ عَنْۢ بَيِّنَةٍ وَّ

ڪري جيڪو ڪم ٿي رهڻو آهي ف٧٦ ۽ جيڪو هلاڪ ٿئي دليل سان هلاڪ ٿئي ف٧٧ ۽ جيڪو زنده

يَحْيٰى مَنْ حَيَّ عَنْۢ بَيِّنَةٍ ؕ وَاِنَّ اللّٰهَ لَسَمِيْعٌ عَلِيْمٌ ﴿٤٢﴾ اِذْ

رهي ته دليل سان زنده رهي ف٧٨ ۽ بيشڪ الله ضرور ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي. جڏهن جو اي

يُرِيْكَهُمُ اللّٰهُ فِيْ مَنَامِكَ قَلِيْلًا ؕ وَلَوْ اَرٰىكَهُمْ كَثِيْرًا لَّفَشِلْتُمْ

محبوب! الله توهان کي خواب ۾ ڪافر ٿورا ڪري ڏيکاريا ف٧٩ ۽ اي مسلمانو! جيڪڏهن اهي توهان کي گهڻا ڪري ڏيکاري ها

وَلَتَنَازَعْتُمْ فِي الْاَمْرِ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ سَلَّمَ ؕ اِنَّهٗ عَلِيْمٌۢ بِذَاتِ

ته ضرور توهان بزدلي ڪريو ها ۽ معاملي ۾ جهيڙو ڪريو ها ف٨٠ مگر الله بچائي ورتو ف٨١ بيشڪ اهو دلين

الصُّدُوْرِ ﴿٤٣﴾ وَاِذْ يُرِيْكُمُوْهُمْ اِذِ الْتَقَيْتُمْ فِيْٓ اَعْيُنِكُمْ قَلِيْلًا

جي ڳالهه ڄاڻي ٿو. ۽ جڏهن لڙائي جي وقت ف٨٢ ڪافر توهان کي ٿورا ڪري ڏيکاريائين ف٨٣ ۽ توهان کي

وَّ يُقَلِّلُكُمْ فِيْٓ اَعْيُنِهِمْ لِيَقْضِيَ اللّٰهُ اَمْرًا كَانَ مَفْعُوْلًا ؕ وَ

انهن جي نظرن ۾ ٿورو ڪيائين ف٨٤ جيئن الله پورو ڪري جو ڪم ٿي رهڻو آهي ف٨٥ ۽

ف٦٩ توڙي ٿورو يا گهڻو. غنيمت اهو مال آهي، جيڪو مسلمانن کي ڪافرن سان جنگ ۾ قهر ۽ غلبي جي طريقي سان حاصل ٿئي. مسئلو: غنيمت جو مال پنجن حصن ۾ تقسيم ڪيو وڃي، ان مان چار حصا غنيمت وارن جي لاءِ.

ف٧٠ مسئلو: غنيمت جو پنجون حصو وري پنجن حصن ۾ ورهائبو. انهن مان هڪ حصو جيڪو سموري مال جو پنجويهون حصو ٿيندو، سو محبوب رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جي لاءِ آهي ۽ هڪ حصو سندن قرابت وارن جي لاءِ ۽ ٽي حصا يتيمن، مسڪينن ۽ مسافرن جي لاءِ. حضور محبوب ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کان پوءِ محبوب سائين جن ۽ سندن قرابت وارن جا حصا به يتيمن، مسڪينن ۽ مسافرن کي ملندا ۽ اهو پنجون حصو انهن ۾ ٽن حصن ۾ ٿي ويندو. اهوئي قول امام ابو حنيفه رضي الله تعالىٰ عنه جو آهي.

ف٧١ هن ڏينهن مان بدر جو ڏينهن مراد آهي ۽ ٻنهي فوجن مان مسلمانن ۽ ڪافرن جون فوجون ۽ اهو واقعو ڪا يا ١٩ رمضان المبارڪ ۾ پيش آيو. محبوب رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي صحابه ڪرام جو تعداد ٽي سؤ ڏهن کان ڪجهه وڌيڪ هو ۽ مشرڪ هزار جي لڳ ڀڳ هئا. الله تعالىٰ انهن کي شڪست ڏني انهن مان ستر کان وڌيڪ ماريا ويا ۽ ايترائي گرفتار ٿيا.

ف٧٢ جيڪو مدينه طيبه جي طرف آهي.

ف٧٣ قريشن جو، جنهن ۾ ابو سفيان وغيره.

ف٧٤ ٽن ميلن جي مفاصلي تي ڪناري جي طرف.

ف٧٥ يعني جيڪڏهن توهان ۽ اهي پاڻ ۾ جنگ جو ڪو وقت مقرر ڪريو ها پوءِ توهان کي پنهنجي گهٽتائي ۽ بي ساماني ۽ انهن جي گهڻائي ۽ سامان جو حال معلوم ٿئي ها ته توهان ضرور هيبت ۽ انديشي جي ڪري مقرر وقت ۾ اختلاف ڪريو ها.

ف٧٦ يعني اسلام ۽ مسلمانن جي مدد ۽ دين جو اعزاز ۽ دين جي دشمن جي هلاڪت. ان ڪري توهان کي ان بغير وقت مقرر ڪرڻ جي ئي جمع ڪيو.

ف٧٧ يعني ظاهر حجت قائم ٿيڻ ۽ عبرت جي معائني ڪرڻ کان پوءِ.

ف٧٨ محمد بن اسحاق چيو ته هلاڪ مان ڪفر ۽ حيات مان ايمان مراد آهي معنىٰ هيءَ آهي ته جيڪو ڪافر هجي، ان کي گهرجي ته پهريائين حجت قائم ڪري ۽ ايئن ڪرڻ سان جيڪو ايمان آڻي، اهو يقين سان ايمان آڻي ۽ حجت ۽ دليل سان ڄاڻي ته هي دين سچو آهي ۽ بدر جو واقعو چٽين آيتن مان آهي. ان کان پوءِ جنهن ڪفر اختيار ڪيو، اهو مڪابر آهي، پنهنجي نفس کي مغالطو ڏئي ٿو. ف٧٩ اها الله تعالىٰ جي نعمت هئي، جو محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کي ڪافرن جو تعداد ٿورو ڏيکاريو ويو ۽ پاڻ پنهنجو اهو خواب صحابه کي بيان ڪيو، جنهن سان انهن جي همت وڌي ۽ پنهنجي ضعف ۽ ڪمزوري جو انديشو نه رهيو ۽ انهن کي دشمن تي جرأت پيدا ٿي ۽ پڻ دليون مضبوط ٿيون. نبين جو خواب سچو ٿيندو آهي. ڪين ڪافر ڏيکاريا ويا هئا ۽ اهڙا ڪافر جيڪي دنيا مان بي ايمان بي وڃن ۽ ڪفر تي ئي انهن جو خاتمو ٿئي. اهي ٿورا ئي هئا، ڇو ته جيڪو لشڪر مقابلي ۾ آيو هو، ان ۾ گهڻا ماڻهو اهي هئا، جن کي پنهنجي زندگيءَ ۾ ايمان نصيب ٿيو ۽ خواب ۾ گهٽتائيءَ جو تعبير ضعف سان آهي. اهڙيءَ طرح الله تعالىٰ، مسلمانن کي غالب فرمائي ڪافرن جو ضعف ظاهر ڪيو. ف٨٠ ۽ ثابت قدميءَ ۽ قرار ۾ متردد رهو ها. ف٨١ توهان کي بزدليءَ ۽ تردد ۽ پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان اختلاف کان. ف٨٢ اي مسلمانو! ف٨٣ حضرت ابن مسعود رضي الله تعالىٰ عنه فرمايو ته اهي اسان جي نظرن ۾ ايترا گهٽ لڳا جو مان پنهنجي برابر واري هڪ شخص کي چيو ته ڇا توهان جي گمان ۾ ڪافر ستر ٿيندا؟ ان چيو ته منهنجي خيال ۾ سؤ آهن ۽ هئا هزار. ف٨٤ ايستائين جو ابو جهل چيو ته انهن کي رسين ۾ ٻڌي وٺو گويا اهو مسلمانن جي جماعت کي ايترو ٿورو ڏسي رهيو هو، جو جنگ آزمائڻ جي لائق به خيال نه ڪيائين ۽ مشرڪن کي مسلمانن جو تعداد ٿورو ڏيکارڻ ۾ هيءَ حڪمت هئي ته مشرڪ مقابلي تي جمي وڃن، ڀڄي نه وڃن ۽ اها ڳالهه ابتدا ۾ هئي، مقابلي ٿيڻ کان پوءِ انهن کي مسلمان تمام گهڻا نظر اچڻ لڳا. ف٨٥ يعني اسلام جو غلبو ۽ مسلمانن جي مدد ۽ شرڪ جو باطل هجڻ ۽ مشرڪن جي ذلت ۽ محبوب رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي معجزي جو اظهار جيڪو فرمايو ويو، سو ئي ٿيو، جو ٿوري جماعت، وڏي لشڪر تي ڪامياب ٿي.

اِلَى اللّٰهِ تُرْجَعُ الْاُمُوْرُ ﴿٤٤﴾ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اِذَا لَقِيْتُمْ

الله جي طرف سمورن ڪمن جو موٽڻ آهي. اي ايمان وارؤ! جڏهن ڪنهن فوج سان توهان جو مقابلو ٿئي

فِئَةً فَاثْبُتُوْا وَاذْكُرُوا اللّٰهَ كَثِيْرًا لَّعَلَّكُمْ تُفْلِحُوْنَ ﴿٤٥﴾ وَاَطِيْعُوا

ته ثابت قدم رهو ۽ الله کي ڪثرت سان ياد ڪريو ف٨٦ من توهان مراد ماڻيو. ۽ الله ۽ اُن جي

اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ وَلَا تَنَازَعُوْا فَتَفْشَلُوْا وَتَذْهَبَ رِيْحُكُمْ

رسول جو حڪم مڃيو ۽ پاڻ ۾ جهيڙو نه ڪريو جو بزدل ٿي پوندؤ ۽ توهان جي مضبوطي هوا ويندي رهندي ف٨٧ ۽ صبر ڪريو

وَاصْبِرُوْا ؕ اِنَّ اللّٰهَ مَعَ الصّٰبِرِيْنَ ﴿٤٦﴾ وَلَا تَكُوْنُوْا كَالَّذِيْنَ

بيشڪ الله صبروارن سان گڏ آهي ف٨٨ ۽ انهن وانگر نه ٿجو جيڪي پنهنجي گهران نڪتا آڪڙ جي

خَرَجُوْا مِنْ دِيَارِهِمْ بَطَرًا وَّ رِئَآءَ النَّاسِ وَيَصُدُّوْنَ عَنْ

۽ ماڻهن کي ڏيکارڻ جي واسطي ۽ الله جي واٽ کان روڪيندي ف٨٩

سَبِيْلِ اللّٰهِ ؕ وَاللّٰهُ بِمَا يَعْمَلُوْنَ مُحِيْطٌ ﴿٤٧﴾ وَاِذْ زَيَّنَ لَهُمُ

۽ انهن جا سمورا ڪم الله جي قبضي ۾ آهن. ۽ جڏهن جو شيطان انهن جي نظر ۾

الشَّيْطٰنُ اَعْمَالَهُمْ وَقَالَ لَا غَالِبَ لَكُمُ الْيَوْمَ مِنَ النَّاسِ

سندن ڪم چڱا ڪري ڏيکاريا ف٩٠ ۽ چوڻ لڳو اڄ توهان تي ڪو به شخص غالب اچڻ وارو نه آهي ۽ توهان

وَاِنِّيْ جَارٌ لَّكُمْ ۚ فَلَمَّا تَرَآءَتِ الْفِئَتٰنِ نَكَصَ عَلٰى عَقِبَيْهِ وَ

مون جي پناهه ۾ آهيو، جڏهن ٻيئي لشڪر آمهون سامهون ٿيا، پوئين پيرين ڀڳو ۽ چوڻ لڳو

قَالَ اِنِّيْ بَرِیْٓءٌ مِّنْكُمْ اِنِّيْۤ اَرٰى مَا لَا تَرَوْنَ اِنِّيْۤ اَخَافُ اللّٰهَ ؕ

مان توهان کان بيزار آهيان ف٩١ جيڪي مان ڏسان ٿو سو توهان کي ڏسڻ ۾ نه ٿو اچي ف٩٢ مان الله کان ڊڄان ٿو ف٩٣

وَاللّٰهُ شَدِيْدُ الْعِقَابِ ﴿٤٨﴾ اِذْ يَقُوْلُ الْمُنٰفِقُوْنَ وَالَّذِيْنَ

۽ الله جو سخت عذاب آهي. جڏهن چوندا هئا منافق ف٩٤ ۽ اهي جن جي دلين

فِيْ قُلُوْبِهِمْ مَّرَضٌ غَرَّ هٰۤؤُلَآءِ دِيْنُهُمْ ؕ وَمَنْ يَّتَوَكَّلْ عَلَى

۾ تڪليف آهي ف٩٥ ته هئي مسلمان پنهنجي دين تي مغرور آهن ف٩٦ ۽ جيڪو الله تي ف٩٧

اللّٰهِ فَاِنَّ اللّٰهَ عَزِيْزٌ حَكِيْمٌ ﴿٤٩﴾ وَلَوْ تَرٰۤى اِذْ يَتَوَفَّى الَّذِيْنَ

ڀروسو ڪري ته بيشڪ الله ف٩٨ غالب حڪمت وارو آهي. ۽ ڪڏهن تون ڏسين جڏهن ملائڪ ڪافرن

ف٨٦ ان کان مدد گهرو ۽ ڪافرن تي غالب ٿيڻ جو دعائون گهرو. مسئلو: هن ع ٥/٧ ١
مان معلوم ٿيو ته انسان کي هر حال ۾ لازم آهي ته اهو پنهنجي دل ۽ زبان کي ذڪر الاهيءَ ۾ مشغول رکي ۽ ڪنهن سختي ۽ پريشانيءَ ۾ به اُن کان غافل نه ٿئي.

ف٨٧ هن آيت مان معلوم ٿيو ته پاڻ ۾ جهڳڙو ۽ ضعف ۽ ڪمزوري ۽ بي وقاري جو سبب آهي ۽ هي به معلوم ٿيو ته پاڻ ۾ جهيڙي کان محفوظ رهڻ جي تدبير خدا ۽ رسول جي فرمانبرداري ۽ دين جي تابعداري آهي. ف٨٨ انهن جو معين ۽ مددگار.

ف٨٩ شان نزول: هيءَ آيت قريش جي ڪافرن جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪي بدر ۾ گهڻو هٺ ۽ تڪبر ڪندا هئا. محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن دعا گهري يارب! هي قريش اچي ويا، تڪبر ۽ غرور ۾ ٻڏل ۽ جنگ لاءِ تيار، تنهنجي رسول کي ڪوڙو ڪن ٿا. يارب! هاڻي اها مدد عنايت ٿئي جنهن جو تو واعدو فرمايو هو. حضرت ابن عباس رضى الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته جڏهن ابو سفيان ڏٺو ته قافلي کي ڪو خطرو نه رهيو ته ان قريشن ڏانهن پيغام موڪليو ته توهان قافلي جي مدد لاءِ آيا آهيو، هاڻي ان کي ڪو خطرو نه آهي، انهيءَ ڪري توهان واپس وڃو. ان تي ابوجهل چيو ته خدا جو قسم! اسان واپس نه ٿينداسون ايستائين جو اسان بدر ۾ لهون ۽ ٽي ڏينهن قيام ڪريون ۽ اُٺ ذبح ڪريون، گهڻا کاڌا پچايون، شراب پيئون، ٻانهين جا گانا ٻڌون، عربن ۾ اسان جي مشهوري ٿئي ۽ اسان جي هيبت هميشه باقي رهي، پر خدا کي ٻيو ڪجهه منظور هو. جڏهن اهي بدر ۾ پهتا ته جام شراب جي جاءِ تي انهن کي موت جو پيالو پيئڻو پيو ۽ ٻانهين جي ساز ۽ گاني جي جاءِ تي روئڻ وارين انهن تي رنيون. الله تعالیٰ مؤمنن کي حڪم فرمائي ٿو ته اهي اُن واقعي مان عبرت حاصل ڪن ۽ سمجهن ته فخر، رياء، غرور ۽ تڪبر جو انجام خراب آهي. ٻانهي کي اخلاص ۽ خدا ۽ رسول جي اطاعت گهرجي.

ف٩٠ ۽ حضور پُرنُور محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي دشمنيءَ ۽ مسلمانن جي مخالفت ۾ جيڪي ڪجهه انهن ڪيو هو، ان تي انهن جون ع ٦/٨ ٢ تعريفون ڪيون ۽ انهن کي خراب ڪمن تي قائم رهڻ جي رغبت ڏياري ۽ جڏهن قريشن بدر ۾ وڃڻ تي اتفاق ڪيو ته انهن کي ياد آيو ته منجهن ۽ قبيلي بني بڪر جي وچ ۾ دشمني آهي. ممڪن هو جو اُهي اهو خيال ڪري واپسي جو ارادو ڪن ها ۽ اهو شيطان کي منظور نه هو. اُن ڪري ان اهو فريب ڪيو جو سراقه بن مالڪ بن جعشم بني ڪنانه جي سردار جي صورت ۾ ظاهر ٿيو ۽ هڪ لشڪر ۽ هڪ جهنڊو ساڻ ڪري مشرڪن سان اچي مليو ۽ انهن کي چوڻ لڳو ته مان توهان جو ذميدار آهيان. اڄ توهان تي ڪو به غالب اچڻ وارو نه آهي. جڏهن مسلمانن ۽ ڪافرن جا ٻئي لشڪر صفن ۾ بيٺا ۽ محبوب ڪريم صلى الله عليه وسلم جن مٺي جي هڪ مٺ ڪافرن جي منهن تي هنئي ته اهي پٺي ڏيئي ڀڳا ۽ حضرت جبرئيل، ابليس لعين جي طرف وڌيو، جيڪو سراقه جي شڪل ۾ حارث بن هشام جو هٿ پڪڙي بيٺو هو، سو هٿ ڇڏائي وڃي پنهنجي ٽولي سان ڀڳو. حارث پڪاريند و رهجي ويو، سراقه! سراقه!! تون ته اسان جو ضامن ٿيو هئين، ڪاڏي وڃين ٿو؟ چوڻ لڳو مون کي اهو نظر اچي ٿو، جيڪو توهان کي نظر نه ٿو اچي. هن آيت ۾ ان واقعي جو بيان آهي. ف٩١ ۽ امن جي جيڪا ذميداري ڪئي هئي، سڀ ڪدوش ٿيان ٿو. اُن تي حارث بن هشام چيو ته اسان تنهنجي ئي ذريعي سان آيا هئاسين، تون هاڻي اسان کي هن حالت ۾ خوار ڪندين؟ چوڻ لڳو. ف٩٢ يعني ملائڪن جو لشڪر. ف٩٣ ڪٿي اهو مون کي هلاڪ نه ڪري ڇڏي. جڏهن ڪافرن کي شڪست ٿي ۽ شڪست کائي پوءِ جڏهن مڪه مڪرمه پهتا ته انهن هي مشهور ڪيو ته اسان جي شڪست ۽ ڀڄ جو سبب سراقه ٿيو. جڏهن اها خبر (اصلي) سراقه کي پهتي ته هن کي حيرت ٿي ۽ چوڻ لڳو هي ماڻهو ڇا بڪن ٿا: نه مون کي انهن جي اچڻ جي خبر نه وڃڻ جي. فقط مون کي خبر ئي انهن جي شڪست کان پوءِ پيئي آهي. تڏهن قريشن چيو ته تون فلاڻي فلاڻي ڏينهن اسان وٽ آيو هئين. اُن قسم کنيو ته اهو محض غلط آهي، تڏهن انهن کي پڪ ٿي ته اهو شيطان هو. ف٩٤ مديني جا. ف٩٥ هي مڪه مڪرمه جا ڪجهه ماڻهو هئا، جن اسلام جو ڪلمو ته پڙهيو هو، مگر ان وقت تائين سندن دلين ۾ شڪ ۽ تردد باقي هو، جڏهن قريشن جا ڪافر محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن سان جنگ جي لاءِ نڪتا، هي به انهن سان گڏ بدر ۾ پهتا، اتي وڃي مسلمانن کي ٿورو ڏٺائون ته شڪ اڃا وڌيو ۽ مرتد ٿي ويا ۽ چوڻ لڳا. ف٩٦ جو پنهنجي ايتري ٿوري تعداد جي باوجود اهڙي وڏي لشڪر جي سامهون ٿي ويا. الله تعالیٰ فرمائي ٿو. ف٩٧ ۽ پنهنجو ڪم ان جي حوالي ڪري ۽ ان جي فضل ۽ احسان تي مطمئن ٿئي. ف٩٨ ان جو حافظ ۽ ناصر آهي.

كَفَرُوا الْمَلٰٓئِكَةُ يَضْرِبُوْنَ وُجُوْهَهُمْ وَ اَدْبَارَهُمْ ۚ وَذُوْقُوْا
چو ساهہ ڪيندا ته ڪ ھڻندي انهن جي مُنهن ۽ پُٺيءَ تي ف۹۹ ۽ باهہ

عَذَابَ الْحَرِيْقِ ۝۵۰ ذٰلِكَ بِمَا قَدَّمَتْ اَيْدِيْكُمْ وَاَنَّ اللّٰهَ لَيْسَ
جي سزا چکو ۔ هي ف۱۰۰ بدلو آهي انهيءَ جو جيڪو توهان جي هٿن اڳتي موڪليو ف۱۰۱ ۽ الله بانهن

بِظَلَّامٍ لِّلْعَبِيْدِ ۝۵۱ كَدَاْبِ اٰلِ فِرْعَوْنَ ۙ وَالَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ ۗ
تي ظلم نه ڪندو آهي ۔ ف۱۰۲ جيئن فرعون وارن ۽ انهن کان اڳين جو دستور ف۱۰۳ هو

كَفَرُوْا بِاٰيٰتِ اللّٰهِ فَاَخَذَهُمُ اللّٰهُ بِذُنُوْبِهِمْ ۗ اِنَّ اللّٰهَ قَوِيٌّ
اهي الله جي آيتن جا منڪر ٿيا ته الله انهن کي سندن گناهن جي سبب پڪڙيو بيشڪ الله قوت

شَدِيْدُ الْعِقَابِ ۝۵۲ ذٰلِكَ بِاَنَّ اللّٰهَ لَمْ يَكُ مُغَيِّرًا نِّعْمَةً
وارو سخت عذاب وارو آهي ۔ اهو ان ڪري ته الله ڪنهن قوم کي جيڪا نعمت ڏيندو آهي سا ايستائين

اَنْعَمَهَا عَلٰى قَوْمٍ حَتّٰى يُغَيِّرُوْا مَا بِاَنْفُسِهِمْ ۙ وَاَنَّ اللّٰهَ سَمِيْعٌ
نه مٽائيندو آهي جيستائين جو اُهي پاڻ نه بدلجي وڃن ف۱۰۴ ۽ الله بيشڪ ٻڌندڙ

عَلِيْمٌ ۝۵۳ كَدَاْبِ اٰلِ فِرْعَوْنَ ۙ وَالَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ ۗ كَذَّبُوْا
ڄاڻندڙ آهي ۔ جيئن فرعون وارن ۽ انهن کان اڳين جو دستور ، انهن پنهنجي

بِاٰيٰتِ رَبِّهِمْ فَاَهْلَكْنٰهُمْ بِذُنُوْبِهِمْ وَاَغْرَقْنَآ اٰلَ فِرْعَوْنَ ۚ
رب جي آيتن کي ڪوڙو سمجهيو ته اسان انهن کي انهن جي گناهن سبب تباهہ ڪيو ۽ اسان فرعون وارن کي ٻوڙي ڇڏيو ف۱۰۵

وَكُلٌّ كَانُوْا ظٰلِمِيْنَ ۝۵۴ اِنَّ شَرَّ الدَّوَآبِّ عِنْدَ اللّٰهِ الَّذِيْنَ
۽ اهي سمورا ظالم هئا بيشڪ سمورن جانورن ۾ بدترين الله وٽ اُهي آهن جن

كَفَرُوْا فَهُمْ لَا يُؤْمِنُوْنَ ۝۵۵ اَلَّذِيْنَ عٰهَدْتَّ مِنْهُمْ ثُمَّ يَنْقُضُوْنَ
ڪفر ڪيو ۽ ايمان نه ٿا آڻين ۔ اهي جن سان توهان معاهدو ڪيو هو پوءِ بار بار

عَهْدَهُمْ فِيْ كُلِّ مَرَّةٍ وَّهُمْ لَا يَتَّقُوْنَ ۝۵۶ فَاِمَّا تَثْقَفَنَّهُمْ
پنهنجو عهد ٽوڙن ٿا ف۱۰۶ ۽ ڊڄن نه ٿا ۔ ف۱۰۷ پوءِ جيڪڏهن تون انهن کي لڙائي ۾

فِى الْحَرْبِ فَشَرِّدْ بِهِمْ مَّنْ خَلْفَهُمْ لَعَلَّهُمْ يَذَّكَّرُوْنَ ۝۵۷
ڪٿي ڏسين ته انهن کي اهڙي سزا ڏي جنهن سان انهن جي پوين کي ڀڄائين ف۱۰۸ هن اميد تي ته شايد



ف۹۹ لوهہ جا گرز ، جيڪي باهہ ۾ ڳاڙها ڪيل آهن ۽ انهن سان جيڪو زخم ٿئي ٿو اُن ۾ باهہ ۽ سوزش ٿئي ٿي ۔ انهن سان ماري ، ملائڪ ڪافرن کي چون ٿا ۔

ف۱۰۰ مصيبتون ۽ عذاب ۔

ف۱۰۱ يعني جيڪو توهان ڪيو ڪفر ۽ گناهہ ۔

ف۱۰۲ ڪنهن تي سواءِ جُرم جي عذاب نه ٿو ڪري ۽ ڪافرن تي عذاب ڪرڻ عدل آهي ۔

ف۱۰۳ يعني انهن ڪافرن جي عادت ڪفر ۽ سرڪشي ۾ فرعوني قوم ۽ انهن کان اڳين جهڙي آهي ۔ پوءِ جهڙيءَ طرح اُهي هلاڪ ڪيا ويا ۔ هي به بدر جي ڏينهن قتل ۽ قيد ۾ مبتلا ڪيا ويا ۔ حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته جهڙيءَ طرح فرعونين حضرت موسىٰ عليه السلام جي نبوت کي يقين سان ڄاڻي ، سندس تڪذيب ڪئي هئي ، ساڳيوئي حال انهن ماڻهن جو آهي جو حضور محبوب رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي رسالت کي ڄاڻي به تڪذيب ڪن ٿا ۔

ف۱۰۴ ۽ وڌيڪ بدتر حال ۾ مبتلا نه ٿين ۔ جيئن الله تعالىٰ ، مڪي جي ڪافرن کي روزي ڏيئي بک جي تڪليف ختم ڪئي ۔ امن ڏيئي خوف کان ڇوٽڪارو ڏنو ۽ اُنهن جي طرف پنهنجي پياري محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن کي نبي بڻائي مبعوث فرمايو ۔ انهن اهڙين نعمتن جو شڪر نه ڪيو ، پر ويتر هيءُ سرڪشي ڪئي جو محبوب نبي عليه الصلوٰة والسلام جن جي تڪذيب ڪيائون ۔ سندن خون ريزي جي پريان پيا ۽ ماڻهن کي سچي واٽ کان روڪيائون ۔ سدي ڇيو ته الله تعالىٰ جي نعمت حضرت محبوب ڪبريا سيد الانبياء محمد مصطفىٰ احمد مجتبىٰ صلى الله عليه وسلم جن آهن

ف۱۰۵ اهڙا ئي هي قريشن جا ڪافر آهن ، جن کي بدر ۾ هلاڪ ڪيو ويو ۔

ف۱۰۶ شان نزول :۔ اِنَّ شَرَّ الدَّوَآبِّ ۽ ان کان پوءِ واريون آيتون بني قريظه جي يهودين جي حق ۾ نازل ٿيون ۔ جن جو رسول مقبول محبوب ڪريم صلى الله عليه وسلم جن سان وعدو هو ته اهي ساڻن نه وڙهندا ، نه سندن دشمن جي مدد ڪندا ۔ انهن وعدو ٽوڙيو ۽ مڪي جي مشرڪن جڏهن محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن سان جنگ ڪئي ته انهن هٿيارن سان مُشرڪن جي مدد ڪئي ۔ پوءِ حضور محبوب ڪريم صلى الله عليه وسلم جن وٽ معذرت ڪيائون ته اسان ڀلجي وياسين ۽ اسان کان قصور واقع ٿيو ، پيهر وري وعدو ڪيائون ۽ ان کي به ٽوڙيائون ۔ الله تعالىٰ انهن کي سڀني جانورن کان بدتر ٻڌايو ، ڇو ته ڪافر سڀني جانورن کان بدتر آهن ۽ ڪفر جي باوجود واعدو ٽوڙيندڙ به هجن ته اجايا خراب ۔ ف۱۰۷ خدا کان ، نه واعدي ٽوڙڻ جي خراب نتيجي کان ۽ نه ان کان شرمائن ٿا ، هن جي باوجود ، جو واعدو ٽوڙڻ هر عقل واري وٽ شرمناڪ جُرم آهي ۽ واعدي ٽوڙڻ وارو سڀني وٽ بي اعتبار ٿي وڃي ٿو ۔ جڏهن انهن جي بي غيرتي ان درجي کي پهچي ويئي ته پوءِ يقيناً اهي جانورن کان بدتر آهن ۔ ف۱۰۸ ۽ انهن جون همتون ٽوڙي ۽ جماعتون ڇڙو ڇڙ ڪري ڇڏيو

وَاِمَّا تَخَافَنَّ مِنْ قَوْمٍ خِيَانَةً فَانْۢبِذْ اِلَيْهِمْ عَلٰى
۽ جيڪڏهن توکي ڪنهن قوم کان دغا جو انديشو هجي ونا ته انهن جو معاهدو انهن جي طرف

سَوَآءٍ ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَا يُحِبُّ الْخَآئِنِيْنَ ﴿۵۸﴾ وَلَا يَحْسَبَنَّ الَّذِيْنَ
ڦٽي ڪر برابري تي والا بيشڪ دغا باز الله کي پسند نه آهن. ۽ ڪافر هرگز هن گمنڊ ۾ نه رهن

كَفَرُوْا سَبَقُوْا ؕ اِنَّهُمْ لَا يُعْجِزُوْنَ ﴿۵۹﴾ وَاَعِدُّوْا لَهُمْ مَّا اسْتَطَعْتُمْ
ته اهي والا هٿن مان نڪري ويا، بيشڪ اُهي عاجز نٿا ڪري سگهن واا ۽ انهن جي واسطي تيار ڪري رکو جيتري طاقت

مِّنْ قُوَّةٍ وَّمِنْ رِّبَاطِ الْخَيْلِ تُرْهِبُوْنَ بِهٖ عَدُوَّ اللّٰهِ وَعَدُوَّكُمْ
توهان کان ٿي سگهي ۽ وااا جيترا به گهوڙا ٻڌي (وقف ڪري) سگهو جيئن ان سان ڌاڪ ڄمائي سگهو الله جي دشمن ۽ پنهنجي دشمن

وَاٰخَرِيْنَ مِنْ دُوْنِهِمْ ۚ لَا تَعْلَمُوْنَهُمْ ۚ اَللّٰهُ يَعْلَمُهُمْ ؕ وَمَا
جي دلين ۾ وهاا ۽ انهن کان سواءِ ٻين جي دلين ۾ جن کي اوهان نٿا سڃاڻو واا الله انهن کي ڄاڻي ٿو ۽ الله جي

تُنْفِقُوْا مِنْ شَيْءٍ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ يُوَفَّ اِلَيْكُمْ وَاَنْتُمْ لَا
راه ۾ جو ڪجهه خرچ ڪندؤ توهان کي پورو پورو ملندو وااا ۽ ڪنهن طرح گهاٽي ۾

تُظْلَمُوْنَ ﴿۶۰﴾ وَاِنْ جَنَحُوْا لِلسَّلْمِ فَاجْنَحْ لَهَا وَتَوَكَّلْ عَلَى
نه رهندؤ. ۽ جيڪڏهن اهي صلح جي طرف جهڪن ته توهان به جهڪو وااا ۽ الله تي ڀروسو

اللّٰهِ ؕ اِنَّهٗ هُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ ﴿۶۱﴾ وَاِنْ يُّرِيْدُوْٓا اَنْ يَّخْدَعُوْكَ
رک، بيشڪ اهوئي آهي ٻڌندڙ ڄاڻندڙ. ۽ جيڪڏهن اهي توکي ڌوکو ڏيڻ چاهن واا

فَاِنَّ حَسْبَكَ اللّٰهُ ؕ هُوَ الَّذِيْٓ اَيَّدَكَ بِنَصْرِهٖ وَبِالْمُؤْمِنِيْنَ ﴿۶۲﴾
پوءِ بيشڪ الله توکي ڪافي آهي اهوئي آهي جنهن توکي مضبوط ڪيو پنهنجي مدد ۽ مسلمانن سان.

وَاَلَّفَ بَيْنَ قُلُوْبِهِمْ ؕ لَوْ اَنْفَقْتَ مَا فِي الْاَرْضِ جَمِيْعًا مَّآ
۽ انهن جي دلين ۾ محبت پيدا ڪيائين وا۱۲۰ جيڪڏهن تون خرچ ڪرين ها اهو سمورو جو ڪجهه زمين ۾ آهي

اَلَّفْتَ بَيْنَ قُلُوْبِهِمْ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ اَلَّفَ بَيْنَهُمْ ؕ اِنَّهٗ عَزِيْزٌ حَكِيْمٌ ﴿۶۳﴾
ته انهن جون دليون نه ملائي سگهين ها وا۱۲۱ پر الله انهن جون دليون ڳنڍي ڇڏيون بيشڪ اهوئي آهي غالب،

يٰٓاَيُّهَا النَّبِيُّ حَسْبُكَ اللّٰهُ وَمَنِ اتَّبَعَكَ مِنَ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿۶۴﴾
حڪمت وارو. اي نبي (غيب جون خبرون ٻڌائيندڙ) الله ڪافي آهي توکي ۽ هي جيترا مسلمان تنهنجا پيروڪار آهن وا۱۲۲

ف۱۰۹ ۽ اهي نصيحت قبول ڪن.

ف۱۱۰ ۽ اهڙا نشان ۽ آثار لڌا وڃن جن سان ثابت ٿئي ته اهي ڪوسٽ ڪندا ۽ واعدي تي قائم نه رهندا.

ف۱۱۱ يعني انهن کي اُن واعدي جي مخالفت ڪرڻ کان اڳ آگاه ڪري ڇڏيو ته توهان جي بدعهدي جا نشان لڌا ويا، انهي ڪري اهو واعدو اعتبار جي قابل نه رهيو، اُن جي پابندي نه ڪئي ويندي.

ع ١٠ / ٣

ف۱۱۲ بدر جي جنگ کان پڇي، قتل ۽ قيد کان بچي ويا ۽ مسلمانن جي.

ف۱۱۳ پنهنجي گرفتار ڪرڻ وارن کي، اُن کان پوءِ مسلمانن کي خطا ٿي ٿو.

ف۱۱۴ توڙي اهي هٿيار هجن يا قلعا يا تيراندازي. مسلم شريف جي حديث ۾ آهي ته محبوب سيّد عالم صلى الله عليه وسلم جن هن آيت جي تفسير ۾ قوت جي معنىٰ رمي يعني تيراندازي ٻڌائي.

ف۱۱۵ يعني ڪافر مڪي وارا هجن يا ٻيا.

ف۱۱۶ ابن زيد جو قول آهي ته هتي ٻين مان منافق مراد آهن. حسن جو قول آهي ته ڪافر جن.

ف۱۱۷ اُن جي جزا پوري ملندي.

ف۱۱۸ انهن سان صلح قبول ڪريو.

ف۱۱۹ ۽ صلح جو اظهار مڪر جي لاءِ ڪن.

ف۱۲۰ جيئن قبيله اوس ۽ خزرج ۾ محبت ۽ الفت پيدا ڪري ڇڏي ان جي باوجود جو انهن ۾ سؤ سال اڳ جون دشمنيون هيون ۽ وڏيون وڏيون لڙايون ٿينديون پئي آيون. هي صرف الله جو ڪرم آهي.

ف۱۲۱ يعني انهن جي پاڻ ۾ دشمني هن حد تائين پهچي وئي هئي، جو انهن کي ملائڻ لاءِ سمورا ذريعا ختم ٿي چڪا هئا ۽ ڪا صورت باقي نه رهي هئي. ٿوري گهڻي ڳالهه تي بگڙجي ويندا هئا ۽ صدين تائين جنگ باقي رهندي هئي. ڪنهن به طرح ٻه دليون نه ملي سگهن ها. جڏهن محبوب رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن مبعوث ٿيا ۽ عرب ماڻهن مٿن ايمان آندو ۽ انهن سندن تابعداري ڪئي ته هي حالت تبديل ٿي وئي ۽ دلين مان پراڻيون دشمنيون ۽ ڪينا دور ٿي ويا ۽ ايماني محبتون پيدا ٿيون. هي حضور پرنور محبوب رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جو روشن معجزو آهي.

ع ٨ / ٦ / ٤

ف۱۲۲ شان نزول:- سعيد بن جبير، حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنها کان روايت ڪئي ته هي آيت حضرت عمر فاروق رضى الله تعالىٰ عنه جي ايمان آڻڻ جي باري ۾ نازل ٿي. ايمان سان صرف ٽيٽيهه مرد ۽ ڇهه عورتون مشرف ٿي چڪيون هيون، تڏهن حضرت عمر فاروق رضى الله تعالىٰ عنه اسلام آندو. انهيءَ قول جي بناء تي هي آيت مڪي آهي. محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي حڪم مبارڪ سان مدني سورت ۾ لکي وئي. هڪ قول هيءُ آهي ته هيءُ آيت بدر جي جنگ ۾ قتل قتال جي باري نازل ٿي. ان تقدير مطابق آيت مدني آهي ۽ مؤمنن مان هتي هڪ قول ۾ انصار، هڪ ۾ سمورا مهاجر ۽ انصار مُراد آهن.

يٰۤاَيُّهَا النَّبِيُّ حَرِّضِ الْمُؤْمِنِيْنَ عَلَى الْقِتَالِ ؕ اِنْ يَّكُنْ

اي نبي مسلمانن کي جهاد جي رغبت ڏي جيڪڏهن توهان مان

مِّنْكُمْ عِشْرُوْنَ صٰبِرُوْنَ يَغْلِبُوْا مِائَتَيْنِ ۚ وَاِنْ يَّكُنْ مِّنْكُمْ

ويهه صبر وارا هجن ته ٻن سون تي غالب رهندا ۽ جيڪڏهن توهان جا

مِّائَةٌ يَّغْلِبُوْۤا اَلْفًا مِّنَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا بِاَنَّهُمْ قَوْمٌ لَّا يَفْقَهُوْنَ ﴿٦٥﴾

سؤ هجن ته ڪافرن جي هزار تي غالب ايندا، هن ڪري جو اها قوم سمجهه نٿي رکي. ف١٢٣

اَلْـٰٔنَ خَفَّفَ اللّٰهُ عَنْكُمْ وَعَلِمَ اَنَّ فِيْكُمْ ضَعْفًا ؕ فَاِنْ يَّكُنْ

هاڻي الله توهان تان هلڪائي فرمائي ۽ ان کي علم آهي ته توهان ڪمزور آهيو پوءِ جيڪڏهن توهان

مِّنْكُمْ مِّائَةٌ صَابِرَةٌ يَّغْلِبُوْا مِائَتَيْنِ ۚ وَاِنْ يَّكُنْ مِّنْكُمْ

مان سؤ صبر وارا هجن ته ٻن سون تي غالب ايندا ۽ جيڪڏهن توهان مان

اَلْفٌ يَّغْلِبُوْۤا اَلْفَيْنِ بِاِذْنِ اللّٰهِ ؕ وَاللّٰهُ مَعَ الصّٰبِرِيْنَ ﴿٦٦﴾

هزار هجي ته ٻن هزارن تي غالب ايندا الله جي حڪم سان ۽ الله صبر وارن سان گڏ آهي

مَا كَانَ لِنَبِيٍّ اَنْ يَّكُوْنَ لَهٗۤ اَسْرٰى حَتّٰى يُثْخِنَ فِى الْاَرْضِ ؕ

ڪنهن نبي کي لائق نه آهي جو ڪافرن کي زنده قيد ڪري جيستائين انهن جو رت زمين تي خوب نه وهائي ف١٢٤

تُرِيْدُوْنَ عَرَضَ الدُّنْيَا ۖ وَاللّٰهُ يُرِيْدُ الْاٰخِرَةَ ؕ وَاللّٰهُ

توهان ماڻهو دنيا جو مال گهرو ٿا ف١٢٥ ۽ الله آخرت چاهي ٿو ف١٢٦ ۽ الله

عَزِيْزٌ حَكِيْمٌ ﴿٦٧﴾ لَوْلَا كِتٰبٌ مِّنَ اللّٰهِ سَبَقَ لَمَسَّكُمْ فِيْمَاۤ

غالب حڪمت وارو آهي جيڪڏهن الله پهرين هڪ ڳالهه لکي ڇڏي نه هجي ها ف١٢٧ ته اي مسلمانو! توهان ڪافرن کان جيڪو

اَخَذْتُمْ عَذَابٌ عَظِيْمٌ ﴿٦٨﴾ فَكُلُوْا مِمَّا غَنِمْتُمْ حَلٰلًا طَيِّبًا ۖ

بدلي جو مال ورتو اُن ۾ توهان تي وڏو عذاب اچي ها. پوءِ کائو جيڪا غنيمت توهان کي ملي حلال پاڪيزه ف١٢٨

وَّاتَّقُوا اللّٰهَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿٦٩﴾ يٰۤاَيُّهَا النَّبِيُّ قُلْ

۽ الله کان ڊڄندا رهو بيشڪ الله بخشيندڙ مهربان آهي. اي غيب جون خبرون ٻڌائيندڙ (نبي)! جيڪي قيدي

لِّمَنْ فِيْۤ اَيْدِيْكُمْ مِّنَ الْاَسْرٰۤى ۙ اِنْ يَّعْلَمِ اللّٰهُ فِيْ قُلُوْبِكُمْ

توهان جي هٿن ۾ آهن انهن کي فرمايو ف١٢٩ جيڪڏهن الله توهان جي دل ۾ چڱائي ڏٺي ف١٣٠ ته جيڪي



ف١٢٣ هيءُ الله تعالىٰ جي طرفان واعدو ۽ خوشخبري آهي ته مسلمانن جي جماعت صبر سان رهي ته پوءِ الله تعالىٰ جي مدد سان ڏهوڻن ڪافرن تي غالب رهندي ڇو ته ڪافر جاهل آهن ۽ انهن جو مقصد جنگ سان آهي، نه ثواب جو حاصل ڪرڻ، نه ئي عذاب جو خوف. جانورن وانگر وڙهندا ڦرندا رهن ٿا ته پوءِ لِلّٰهيت سان گڏ ۽ وڙهڻ وارن جي سامهون ڇا بيهي سگهندا. بخاري شريف جي حديث ۾ آهي ته جڏهن هي آيت نازل ٿي ته ڏهن مسلمانن تي فرض ڪيو ويو ته مسلمانن جو هڪ مجاهد ڏهن (ڪافرن) جي مقابلي کان نه ڀڄي پوءِ آيت اَلْـٰٔنَ خَفَّفَ اللّٰهُ نازل ٿي هي لازم ڪيو ويو ته هڪ سؤ ٻن سون جي سامهون قائم رهن يعني ڏهوڻن سان مقابلي جي فرضيت منسوخ ٿي ۽ ٻيڻن کان ڀڄڻ ممنوع رکيو ويو. ف١٢٤ ۽ ڪافر جي قتل ۾ مبالغو ڪري، ڪفر جي ذلت ۽ اسلام جي شوڪت جو اظهار نه ڪري. شان نزول:- مسلم شريف وغيره جي حديثن ۾ آهي ته بدر جي جنگ ۾ ستر ڪافر قيد ڪري، محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي حضور ۾ آندا ويا. محبوب سائين انهن متعلق صحابه ڪرام کان مشورو طلب فرمايو. حضرت ابوبڪر صديق عرض ڪيو ته هي توهان جي قوم ۽ قبيلي جا ماڻهو آهن، منهنجي راءِ ۾ فديو وٺي کين آزاد ڪيو وڃي، ان سان مسلمانن کي قوت به پهچندي ۽ ڪهڙو عجب آهي، جو الله تعالىٰ انهن ماڻهن کي اسلام نصيب فرمائي. حضرت عمر فاروق عرض ڪيو ته انهن ماڻهن توهان جي تڪذيب ڪئي، توهان کي مڪي مڪرم ۾ رهڻ نه ڏنو. هي ڪفر جا سردار ۽ اڳواڻ آهن، سندن سِسيون اڏاري ڇڏيو الله تعالىٰ توهان کي فديي کان بي نياز ڪيو آهي. علي المرتضىٰ کي عقيل تي، حضرت حمزه کي عباس تي ۽ مون کي پنهنجن مائٽن تي مقرر ڪريو ته انهن جون سسيون ڪپيون وڃن. آخرڪار فديي وٺڻ جي راءِ ئي قرار ورتو ۽ جڏهن فديو ورتو ويو ته پوءِ هي آيت نازل ٿي.* ف١٢٦ يعني توهان جي لاءِ آخرت جو ثواب، جيڪو ڪافرن جي قتل ۽ اسلام جي اعزاز تي مرتب آهي. حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته هيءُ حڪم بدر ۾ هو، جڏهن مسلمان ٿورا هئا. پوءِ جڏهن مسلمانن جو تعداد وڌيو ۽ اهي الله تعالىٰ جي فضل سان مضبوط ٿيا ته قيدين جي حق ۾ نازل ٿي فَاِمَّا مَنًّا بَعْدُ وَاِمَّا فِدَآءً ۽ الله تعالىٰ پنهنجي نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن ۽ مؤمنن کي اختيار ڏنو ته چاهي ڪافرن کي قتل ڪن، چاهي انهن کي غلام بنائن، ته ڀلي فديو وٺي آزاد ڪن. بدر جي قيدين جو فديو چاليهه اوقيه سون في شخص هو، جنهن جا سو رهن سؤ درهم ٿيا. ف١٢٧ هيءُ ته اجتهاد تي عمل ڪرڻ واري کان مؤاخذه نه فرمائيندو ۽ هتي صحابه اجتهاد ئي ڪيو هو ۽ انهن جي فڪر ۾ اها ئي ڳالهه آئي هئي ته ڪافرن کي جيئرو ڇڏڻ ۾ سعدن اسلام آڻڻ جي اُميد آهي ۽ فديي وٺڻ ۾ دين کي طاقت ٿئي ٿي ۽ هن تي نظر نه ڪئي وئي ته قتل ۾ اسلام جي عزت ۽ ڪافرن جي سزا آهي. مسئلو:- محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي ان ديني معاملي ۾ صحابه جي راءِ معلوم فرمائڻ اجتهاد جي مشروعيت جو دليل آهي يا ڪِتٰبٌ مِّنَ اللّٰهِ سَبَقَ مان اهو مراد آهي، جيڪو اُن لوح محفوظ ۾ لکيو ته بدر وارن تي عذاب نه ڪيو ويندو. ف١٢٨ جڏهن مٿين آيت نازل ٿي ته محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي صحابن جيڪي فديا ورتا هئا تن کان هٿ روڪي ڇڏيا، تنهن تي هي آيت ڪريمه نازل ٿي ۽ بيان فرمايو ويو ته توهان جون غنيمتون حلال ڪيون ويون، انهن کي کائو. صحيحين جي حديث ۾ آهي ته الله تعالىٰ اسان جي لاءِ غنيمتون حلال ڪيون اسان کان اڳ ڪنهن لاءِ به حلال نه هيون.* ف١٢٩ هي آيت حضرت عباس بن عبدالمطلب رضى الله تعالىٰ عنه جي باري ۾ نازل ٿي آهي، جيڪو محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جو چاچو آهي. هي قريش ڪافرن جي انهن ڏهن سردارن مان هو، جن بدر جي جنگ ۾ ڪافرن جي لشڪر کي کاڌي کارائڻ جي ذميواري کنئي هئي ۽ هي اُن خرچ جي لاءِ ويهه اوقيه سون ساڻ کڻي هليو هو (هڪ اوقيو چاليهن درهمن جو ٿئي ٿو) پر اُن جي ذمي، جنهن ڏينهن کاڌو کارائڻ مقرر ٿيو هو، خاص انهيءَ ڏينهن جنگ جو واقعو پيش آيو ۽ قتال ۾ کاڌي کارائڻ جي فرصت ۽ مهلت نه ملي. تنهن سبب ان وٽ اهي ويهه اوقيه سون رهجي ويو، جڏهن ان کي گرفتار ڪري سندس سون ورتو ويو ته ڏهن ان درخواست ڪئي ته اهو سون ڪانئس فديي ۾ ورتو وڃي. محبوب رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن انڪار ڪندي ارشاد فرمايو ته جيڪا شيءِ اسان جي مخالفت ۾ خرچ ڪرڻ جي لاءِ آندي اٿئي، سا نه ڇڏي ويندي ۽ حضرت عباس تي سندس ٻنهي ڀائٽين، عقيل بن ابو طالب ۽ نوفل بن حارث جو بار به وڌو ويو. تڏهن حضرت عباس عرض ڪيو يا محمد (صلى الله تعالىٰ عليه وسلم)! توهان مون کي هن حال ۾ ڇڏيندؤ، جو مان باقي عمر قريشن کان گهري گهري گذاريان؟ محبوب سائين فرمايو ته اهو سون ڪٿي آهي؟ جنهن کي تنهنجي مڪي مڪرم کان هلڻ وقت تنهنجي زال ام الفضل دفن ڪيو آهي ۽ تون ان کي چئي آيو آهين ته خبر نه آهي مون کي ڪهڙو حادثو پيش اچي. جيڪڏهن

خَيْرًا يُّؤْتِكُمْ خَيْرًا مِّمَّآ اُخِذَ مِنْكُمْ وَيَغْفِرْ لَكُمْ ؕ وَاللّٰهُ

توهان کان ورتو ويو ف١٣١ ان کان بهتر توهان کي عطا فرمائيندو ۽ توهان کي معاف فرمائيندو ۽ اللّٰه

غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿٧٠﴾ وَاِنْ يُّرِيْدُوْا خِيَانَتَكَ فَقَدْ خَانُوا اللّٰهَ

بخشيندڙ مهربان آهي. ف١٣٢ ۽ اي محبوب جيڪڏهن اهي ف١٣٣ توهان سان دغا ڪرڻ چاهيندا ف١٣٤ ته ان کان اڳ ۾ الله

مِنْ قَبْلُ فَاَمْكَنَ مِنْهُمْ ؕ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌ حَكِيْمٌ ﴿٧١﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ

سان به خيانت ڪري چڪا آهن، پوءِ انهيءَ تو کي ايترن تي طاقت ڏني ف١٣٥ ۽ الله جاڻندڙ حڪمت وارو آهي بيشڪ

اٰمَنُوْا وَهَاجَرُوْا وَجٰهَدُوْا بِاَمْوَالِهِمْ وَاَنْفُسِهِمْ فِيْ سَبِيْلِ

جن ايمان آندو ۽ الله جي واسطي ف١٣٦ گهر ٻار ڇڏيائون ۽ الله جي راهه ۾ پنهنجي مال ۽ جانين سان جهاد ڪيائون

اللّٰهِ وَالَّذِيْنَ اٰوَوْا وَّنَصَرُوْٓا اُولٰٓئِكَ بَعْضُهُمْ اَوْلِيَآءُ بَعْضٍ ؕ

ف١٣٧ ۽ اهي جن جاءِ ڏني ۽ مدد ڪئي ف١٣٨ اُهي هڪ ٻئي جا وارث آهن ف١٣٩

وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَلَمْ يُهَاجِرُوْا مَا لَكُمْ مِّنْ وَّلَايَتِهِمْ مِّنْ شَيْءٍ

۽ اهي جن ايمان آندو ف١٤٠ ۽ هجرت نه ڪيائون، توهان کي انهن جي ڇڏيل ملڪيت مان ڪجهه به نٿو پهچي

حَتّٰى يُهَاجِرُوْا ۚ وَاِنِ اسْتَنْصَرُوْكُمْ فِي الدِّيْنِ فَعَلَيْكُمُ

جيستائين هجرت نه ڪن ۽ جيڪڏهن اهي دين ۾ توهان کان مدد گهرن ته توهان تي مدد ڪرڻ واجب

النَّصْرُ اِلَّا عَلٰى قَوْمٍۢ بَيْنَكُمْ وَبَيْنَهُمْ مِّيْثَاقٌ ؕ وَاللّٰهُ بِمَا

آهي، مگر اهڙي قوم تي جو توهان ۾ ۽ انهن ۾ معاهدو آهي ۽ الله توهان جا

تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرٌ ﴿٧٢﴾ وَالَّذِيْنَ كَفَرُوْا بَعْضُهُمْ اَوْلِيَآءُ بَعْضٍ ؕ

ڪم ڏسي رهيو آهي. ۽ ڪافر پاڻ ۾ هڪ ٻئي جا وارث آهن ف١٤١

اِلَّا تَفْعَلُوْهُ تَكُنْ فِتْنَةٌ فِي الْاَرْضِ وَفَسَادٌ كَبِيْرٌ ﴿٧٣﴾ؕ

جيڪڏهن توهان ائين نه ڪندؤ ته زمين ۾ فتنو ۽ وڏو فساد ٿيندو. ف١٤٢ ۽ اهي

وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَهَاجَرُوْا وَجٰهَدُوْا فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ وَالَّذِيْنَ

جن ايمان آندو ۽ هجرت ڪئي ۽ الله جي واٽ ۾ جهاد ڪيائون ۽ جن جاءِ

اٰوَوْا وَّنَصَرُوْٓا اُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُؤْمِنُوْنَ حَقًّا ؕ لَهُمْ مَّغْفِرَةٌ وَّ

ڏني ۽ مدد ڪئي اهي ئي سچا ايمان وارا آهن انهن جي واسطي بخشش آهي ۽ عزت

مان جنگ ۾ ڪم اچي ويا ته هي تنهنجو، عبد الله، عبيد الله، فضل ۽ قثم (چارئي سندس پٽ هئا) جو آهي. حضرت عباس عرض ڪيو ته توهان کي ڪيئن معلوم ٿيو. محبوب سائين فرمايو ته مون کي منهنجي رب خبردار فرمايو آهي، تنهن تي حضرت عباس عرض ڪيو ته مان شاهدي ڏيان ٿو ته بيشڪ توهان سچا آهيو ۽ مان شاهدي ٿو ڏيان ته الله تعالیٰ کان سواءِ ڪو به معبود نه آهي ۽ بيشڪ توهان اُن جا ٻانها ۽ رسول آهيو، منهنجي انهيءَ راز تي الله کان سواءِ ڪو به واقف نه هو ۽ حضرت عباس پنهنجن ڀائٽين عقيل ۽ نوفل کي حڪم ڏنو ته انهن به اسلام آندو. ف١٣٠ ايمان جي خلوص ۽ نيت جي صحت سان.

ف١٣١ يعني فديو.

ف١٣٢ جڏهن حضور محبوب رسول صلی الله عليه وسلم جن وٽ بحرين جو مال آيو، جنهن جو مقدار اسي هزار هو. محبوب سائين جن ظهر جي نماز لاءِ وضو فرمايو ۽ نماز پڙهڻ کان اڳ سمورو مال ورهائي ڇڏيو ۽ حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنه کي حڪم فرمايو ته ان مان وٺ، پوءِ جيترو ان کان کڻي سگهيو ايترو ان کنيو. اهو فرمائيند رهو ته هي ان کان بهتر آهي جيڪو الله مون کان ورتو ۽ مان اُن جي مغفرت جي اُميد رکان ٿو ۽ سندس دولتمنديءَ جو هي حال هو، جو وٽس ويهه غلام هئا. سمورا واپاري هئا ۽ انهن مان سڀني کان گهٽ سرمايو جنهن جو هو، سو ويهن هزارن جو هو. ف١٣٣ قيدي. ف١٣٤ توهان جي بيعت کان ڦري ۽ ڪفر اختيار ڪري. ف١٣٥ جيئن اُهي بدر ۾ ڏسي چڪا آهن، گرفتار ٿيا. آئنده به جيڪڏهن سندن طريقا اُهي ئي رهيا ته پوءِ انهن کي اُنهيءَ جو اميد وار رهڻ گهرجي.

ف١٣٦ انهيءَ جي رسول جي محبت ۾ انهن پنهنجا. ف١٣٧ هي اولين مهاجر آهن. ف١٣٨ مسلمانن جي ۽ اُنهن کي پنهنجن گهرن ۾ رهايو سي انصار آهن، تن مهاجرن ۽ انصار ٻنهيءَ جي لاءِ ارشاد ٿئي ٿو. ف١٣٩ مهاجر انصار جا ۽ انصار مهاجرن جا. هيءَ وراثت واولو الارحام بعضهم اولیٰ ببعض آيت سان منسوخ ٿي وئي. ف١٤٠ ۽ مڪي مڪرم ۾ ئي مقيم رهيا.

ف١٤١ انهن ۽ مؤمن جي وچ ۾ وراثت نه آهي. هن آيت مان ثابت ٿيو ته مسلمانن کي ڪافرن جي ياپي ۽ وراثت کان منع ڪيو ويو ۽ انهن کان جدا رهڻ جو حڪم ڏنو ويو ۽ مسلمانن تي هڪٻئي سان ميل جول رکڻ لازم ڪيو ويو.

ف١٤٢ يعني جيڪڏهن مسلمانن ۾ هڪٻئي سان تعاون ۽ مدد نه هجي ۽ اهي هڪٻئي جا مددگار ٿي، هڪ قوت نه بڻجي وڃن ته پوءِ ڪافر مضبوط ٿيندا ۽ مسلمان ضعيف ۽ هي وڏو فتنو ۽ فساد آهي.

رِزْقٌ كَرِيْمٌ ﴿٧٤﴾ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مِنْۢ بَعْدُ وَهَاجَرُوْا وَجٰهَدُوْا

جي روزي. ف١٤٣ ۽ جن بعد ۾ ايمان آندو ۽ هجرت ڪيائون ۽ توهان ساڻ گڏ جهاد ڪيائون

مَعَكُمْ فَاُولٰٓئِكَ مِنْكُمْ ۭ وَاُولُوا الْاَرْحَامِ بَعْضُهُمْ اَوْلٰى بِبَعْضٍ

اهي به توهان مان آهن ف١٤٤ ۽ مائٽ هڪٻئي کي وڌيڪ ويجها آهن

فِيْ كِتٰبِ اللّٰهِ ۭ اِنَّ اللّٰهَ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمٌ ﴿٧٥﴾

الله جي ڪتاب ۾ ف١٤٥ بيشڪ الله سڀ ڪجھ ڄاڻي ٿو.

سُوْرَةُ التَّوْبَةِ مَدَنِيَّةٌ — سُوْرَةُ التَّوْبَةِ ٩ مَدَنِيَّةٌ ١١٣ — اٰيَاتُهَا ١٢٩ رُكُوْعَاتُهَا ١٦

سورة ف١ توبه مديني ۾ نازل ٿي هن ۾ هڪ سو اڻٽيهه آيتون ۽ سورهن رڪوع آهن

بَرَاۗءَةٌ مِّنَ اللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖٓ اِلَى الَّذِيْنَ عٰهَدْتُّمْ مِّنَ الْمُشْرِكِيْنَ ﴿١﴾

بيزاري جو حڪم ٻڌائڻ آهي الله ۽ ان جي رسول جي طرف کان انهن مُشرڪن کي جن ساڻ توهان جو معاهدو هيو قائم نه رهيا ف٢

فَسِيْحُوْا فِي الْاَرْضِ اَرْبَعَةَ اَشْهُرٍ وَّاعْلَمُوْٓا اَنَّكُمْ غَيْرُ

پوءِ چار مهينا زمين تي گھمي ڦري وٺو، ۽ يقين رکو ته توهان الله کي ٿڪائي

مُعْجِزِي اللّٰهِ ۙ وَاَنَّ اللّٰهَ مُخْزِي الْكٰفِرِيْنَ ﴿٢﴾ وَاَذَانٌ مِّنَ

نه ٿا سگھو ف٣ ۽ هيءَ ته الله ڪافرن کي خوار ڪرڻ وارو آهي ف٤ ۽ پڙهو ڏيڻ آهي الله ۽

اللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖٓ اِلَى النَّاسِ يَوْمَ الْحَجِّ الْاَكْبَرِ اَنَّ اللّٰهَ بَرِيْۗءٌ

ان جي رسول جي طرف کان سمورن ماڻهن ۾ حج اڪبر (وڏو) جي ڏينهن ف٥ ته الله بيزار آهي

مِّنَ الْمُشْرِكِيْنَ ڏ وَرَسُوْلُهٗ ۭ فَاِنْ تُبْتُمْ فَهُوَ خَيْرٌ لَّكُمْ ۚ وَاِنْ

مشرڪن کان ۽ ان جو رسول پوءِ جيڪڏهن توهان توبه ڪريو ته توهان جو ڀلو آهي ۽ جيڪڏهن

تَوَلَّيْتُمْ فَاعْلَمُوْٓا اَنَّكُمْ غَيْرُ مُعْجِزِي اللّٰهِ ۭ وَبَشِّرِ الَّذِيْنَ

منهن ڦيريو ف٦ ته پوءِ ڄاڻي ڇڏيو، توهان الله کي عاجز نه ٿا ڪري سگھو ف٨ ۽ ڪافرن کي

كَفَرُوْا بِعَذَابٍ اَلِيْمٍ ﴿٣﴾ اِلَّا الَّذِيْنَ عٰهَدْتُّمْ مِّنَ الْمُشْرِكِيْنَ

خوشخبري ٻڌاءِ دردناڪ عذاب جي. مگر اهي مُشرڪ جن سان توهان جو معاهدو هو

ثُمَّ لَمْ يَنْقُصُوْكُمْ شَيْـًٔا وَّلَمْ يُظَاهِرُوْا عَلَيْكُمْ اَحَدًا فَاَتِمُّوْٓا

پوءِ انهن توهان ساڻ عهد ۾ ڪا ڪوتاهي نه ڪئي ف٩ ۽ توهان جي خلاف ڪنهن جي مدد نه ڪيائون ته انهن سان

ف١٤٣ پهرين آيت ۾ مهاجرن ۽ انصارن جا هڪٻئي سان تعلقات ۽ انهن مان هر هڪ هڪٻئي جو معين ۽ مددگار هجڻ جو بيان هو. هن آيت ۾ انهن ٻنهي جي ايمان جي تصديق ۽ سندن مورد رحمت الاهيءَ هجڻ جو ذڪر آهي.
ف١٤٤ ۽ توهان جي ئي حڪم ۾ آهن اي مهاجرؤ ۽ انصارؤ! مهاجرن جا ڪيترائي طبقا آهن: هڪ اهي آهن، جن پهريون پيرو مدينه طيبه جي طرف هجرت ڪئي تن کي اولين مهاجرين چون ٿا. ڪي اهي سڳورا آهن، جن پهريائين حبشه جي طرف هجرت ڪئي، پوءِ مديني طيبه ڏانهن، تن کي اصحاب الهجرتين چون ٿا. ڪي سڳورا اهي آهن، جن صلح حديبيه کان پوءِ ۽ فتح مڪه کان اڳ هجرت ڪئي. هي اصحاب هجرت ثانيه سڏا ٻجن ٿا. پهرين آيت ۾ مهاجرين اولين جو ذڪر آهي ۽ هن آيت ۾ اصحاب هجرت ثانيه جو. ف١٤٥ هن آيت سان توارث بالهجرت منسوخ ڪيو ويو ۽ ذوي الارحام جي وراثت ثابت ٿي.

ع ١٠ ٦ ٦

ف١ سورة توبه: هي سورة مدنيه آهي، مگر هن جي پوين آيتن (لَقَدْ جَاۗءَكُمْ رَسُوْلٌ کان آخر تائين) کي ڪي علماء مڪيه چون ٿا. هن سورت ۾ سورهن رڪوع، هڪ سو اڻٽيهه آيتون، چار هزار اٺ ڪلما ۽ ڏهه هزار چار سؤ اٺياسي حرف آهن. هن سورت جا ڏهه نالا آهن، تن مان به توبه ۽ براءت (نالا) مشهور آهن. هن سورت جي شروعات ۾ بِسْمِ اللّٰهِ شريف نه لکي ويئي. ان جو اصل سبب هي آهي ته حضرت جبرئيل عليه السلام هن سورت سان گڏ بسم الله ڪٿي نازل نه ٿيو هو ۽ حضور محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن بِسْمِ اللّٰه شريف لکڻ جو حڪم نه فرمايو. حضرت على المرتضى کان روايت آهي ته بِسْمِ اللّٰه شريف امان آهي ۽ هيءَ سورت تلوار سان امن کڻي ڇڏڻ جي لاءِ نازل ٿي. بخاريءَ حضرت براء کان روايت ڪئي ته قرآن ڪريم جي سورتن ۾ سڀني کان پڇاڙيءَ ۾ هيءَ سورت نازل ٿي. ف٢ عرب جي مُشرڪن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ واعدو ٿيل هو، انهن مان ٿورن کان سواءِ سڀني وعدو ٽوڙيو ته انهن واعدي ٽوڙيندڙن جو واعدو ساقط ڪيو ويو ۽ حڪم ڏنو ويو ته چار مهينا اهي امن سان جتي چاهن گذارن، انهن سان ڪو تعرض نه ڪيو ويندو انهيءَ عرصي ۾ انهن کي موقعو آهي ته خوب سوچي سمجھي وٺن ته انهن لاءِ ڇا ڀلو آهي ۽ پنهنجو احتياط ڪن ۽ ڄاڻن ته انهيءَ مدت کان پوءِ اسلام قبول ڪرڻو پوندو يا قتل ٿيڻو. هيءَ سورت سن ٩ هه ۾ فتح مڪي کان پوءِ هڪ سال بعد نازل ٿي. حضور محبوب رسول عظيم ڪريم صلى الله عليه وسلم جن ان سال حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالىٰ عنه کي حج جو امير مقرر فرمايو هو ۽ ان کان پوءِ حضرت على المرتضىٰ کي حاجين جي مجمعي کي هن سورت جي



ٻڌائڻ جي لاءِ موڪليو. اهڙيءَ طرح حضرت على المرتضىٰ رضى الله تعالىٰ عنه ڏهين ذوالحج جو جمره عقبه وٽ بيهي ندا ڪئي يَآ اَيُّهَا النَّاسُ مان توهان جي طرف محبوب رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي طرفان موڪليل آهيان. ماڻهن چيو، توهان ڪهڙو پيغام آندو آهي، پوءِ پاڻ هن سورت جون ٽيهه يا چاليهه آيتون تلاوت فرمايون ۽ فرمايائين ته مان توهان وٽ چار حڪم آندا آهن. (١) هن سال کان پوءِ ڪعبه معظمه وٽ ڪو به مُشرڪ نه اچي. (٢) ڪو به شخص اگهاڙو ٿي ڪعبه معظمه جو طواف نه ڪري. (٣) جنت ۾ مؤمن کان سواءِ ڪو به داخل نه ٿيندو. (٤) جنهن جو محبوب رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن سان معاهدو ٿيل آهي، سو پنهنجيءَ مدت تائين رهندو ۽ جنهن جي مدت مقرر نه آهي، ان جو وقت چئن مهينن تي پورو ٿي ويندو. مُشرڪن اهو ٻڌي چيو ته اي علي پنهنجي سوٽ (محبوب سيدعالم صلى الله عليه وسلم) کي خبر ڏيئي ڇڏ ته اسان واعدو ٽوڙي ڇڏيو، اسان ۽ ان جي وچ ۾ ڪو به عهد ٿيل نه آهي سواءِ نيزه بازيءَ ۽ تلوار زنيءَ جي. هن واقعي ۾ حضرت ابوبڪر صديق رضى الله تعالىٰ عنه جي خلافت جي طرف هڪ لطيف اشارو آهي ته محبوب سائين جن حضرت ابوبڪر صديق کي حج جو امير بڻايو ۽ حضرت على المرتضىٰ کي ان جي پنيان سورت براءت پڙهڻ لاءِ موڪليو. معلوم ٿيو ته حضرت ابوبڪر امام ۽ حضرت على المرتضىٰ ان جا مقتدي آهن. هن مان حضرت صديق اڪبر جي تقديم على المرتضىٰ تي ثابت آهي.
ف٣ ۽ ان مهلت جي باوجود ان جي پڪڙ کان بچي نه ٿا سگهن. ف٤ دُنيا ۾ قتل ۽ آخرت ۾ عذاب سان. ف٥ حج کي حج اڪبر فرمايو، ان لاءِ ته ان زماني ۾ عمره کي حج اصغر چيو ويندو هو ۽ هڪ قول هيءَ آهي ته ان حج کي حج اڪبر هن ڪري چيو ويو جو ان سال محبوب مدني رسول عربي صلى الله عليه وسلم جن حج ادا فرمايو هو ۽ پڻ جمعي جو ڏينهن هو ۽ ان سبب مسلمان ان حج کي جيڪو جمعي جي ڏينهن ٿئي، حج وداع جي ياد ڏيارڻ ڪري حج اڪبر چون ٿا. ف٦ ڪفر ۽ ڪوٽ کان. ف٧ ايمان آڻڻ ۽ توبه ڪرڻ کان. ف٨ هي وڏو عذاب آهي ۽ هن ۾ هي ڄاڻايو آهي ته الله تعالىٰ عذاب نازل ڪرڻ تي قادر آهي. ف٩ ۽ ان کي سندس شرطن سان پورو ڪيو. اهي ماڻهو بني ضمره هئا، جيڪو ڪنانه جو هڪ قبيلو آهي ۽ انهن جي مُدت جا نو مهينا باقي رهيا هئا.

اِلَيۡهِمۡ عَهۡدَهُمۡ اِلٰى مُدَّتِهِمۡ‌ؕ اِنَّ اللّٰهَ يُحِبُّ الۡمُتَّقِيۡنَ ﴿۴﴾

کيل معاهدو طئي ٿيل مدت تائين پورو ڪيو. بيشڪ الله پرهيزگارن کي دوست رکي ٿو

فَاِذَا انۡسَلَخَ الۡاَشۡهُرُ الۡحُرُمُ فَاقۡتُلُوا الۡمُشۡرِكِيۡنَ حَيۡثُ وَ

پوءِ جڏهن عزت وارا مهينا گذري وڃن ته مشرڪن کي قتل ڪريو ف١٠ جتي به ڏسو ف١١

جَدْتُّمُوۡهُمۡ وَخُذُوۡهُمۡ وَاحۡصُرُوۡهُمۡ وَاقۡعُدُوۡا لَهُمۡ كُلَّ

۽ انهن کي پڪڙيو ۽ قيد ڪريو ۽ هر جاءِ تي انهن جي تاڙ ۾ ويهو، پوءِ جيڪڏهن

مَرۡصَدٍ‌ ۚ فَاِنۡ تَابُوۡا وَاَقَامُوا الصَّلٰوةَ وَاٰتَوُا الزَّكٰوةَ فَخَلُّوۡا

اهي توبهه ڪن ف١٢ ۽ نماز قائم رکن ۽ زڪواة ڏين ته انهن جو رستو ڇڏي ڏيو ف١٣ بيشڪ

سَبِيۡلَهُمۡ‌ؕ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوۡرٌ رَّحِيۡمٌ ﴿۵﴾ وَاِنۡ اَحَدٌ مِّنَ الۡمُشۡرِكِيۡنَ

الله بخشڻهار مهربان آهي. ۽ اي محبوب جيڪڏهن ڪو مُشرڪ توهان کان پناهه گهري ف١٤

اسۡتَجَارَكَ فَاَجِرۡهُ حَتّٰى يَسۡمَعَ كَلٰمَ اللّٰهِ ثُمَّ اَبۡلِغۡهُ مَاۡمَنَهٗ‌ؕ

ته ان کي پناهه ڏيو جو اهو الله جو ڪلام ٻڌي، پوءِ ان کي امن جي جاءِ تي پهچائي ڇڏ ف١٥ اهو هن لاءِ ته

ذٰلِكَ بِاَنَّهُمۡ قَوۡمٌ لَّا يَعۡلَمُوۡنَ ﴿۶﴾ كَيۡفَ يَكُوۡنُ لِلۡمُشۡرِكِيۡنَ عَهۡدٌ

اهي نادان ماڻهو آهن ف١٦ مُشرڪن جي واسطي الله ۽ ان جي رسول وٽ ڪو به عهد ڪيئن

عِنۡدَ اللّٰهِ وَعِنۡدَ رَسُوۡلِهٖۤ اِلَّا الَّذِيۡنَ عَاهَدۡتُّمۡ عِنۡدَ الۡمَسۡجِدِ

ٿي سگهي ٿو ف١٧ مگر اهي جن سان توهان جو معاهد و مسجد حرام وٽ ٿيو

الۡحَـرَامِ‌ۚ فَمَا اسۡتَقَامُوۡا لَكُمۡ فَاسۡتَقِيۡمُوۡا لَهُمۡ‌ؕ اِنَّ اللّٰهَ يُحِبُّ

ف١٨ پوءِ جيستائين اهي توهان سان عهد تي قائم رهن ته توهان به انهن جي واسطي قائم رهو بيشڪ پرهيزگار

الۡمُتَّقِيۡنَ ﴿۷﴾ كَيۡفَ وَاِنۡ يَّظۡهَرُوۡا عَلَيۡكُمۡ لَا يَرۡقُبُوۡا فِيۡكُمۡ

الله کي وڻن ٿا. ڀلا ڪيئن ف١٩ حالانڪ جيڪڏهن اهي توهان تي غالب اچن ته نه قرابت جو لحاظ ڪن

اِلًّا وَّلَا ذِمَّةً‌ ؕ يُرۡضُوۡنَكُمۡ بِاَفۡوَاهِهِمۡ وَتَاۡبٰى قُلُوۡبُهُمۡ‌ۚ وَ

۽ نه عهد جو، توهان کي پنهنجي زبان سان راضي ڪندا آهن ف٢٠ ۽ انهن جي دلين ۾ انڪار آهي ۽

اَكۡثَرُهُمۡ فٰسِقُوۡنَ‌ۚ ﴿۸﴾ اِشۡتَرَوۡا بِاٰيٰتِ اللّٰهِ ثَمَنًا قَلِيۡلًا فَصَدُّوۡا

انهن مان گهڻا بي فرمان آهن. ف٢١ الله جي آيتن جي عيوض ٿورو مُلهه ورتائون ف٢٢ پوءِ ان جي واٽ

ف١٠ جن واعدو ٽوڙيو.

ف١١ حلال واري جاءِ ۾ يا حرم ۾ ڪنهن وقت ۽ جاءِ جي تخصيص نه آهي.

ف١٢ شرڪ ۽ ڪفر کان ۽ ايمان قبول ڪن.

ف١٣ ۽ قيد کان آزاد ڪري ڇڏيو ۽ انهن سان تعرض نه ڪريو.

ف١٤ مُهلت جي مهينن گذرڻ کان پوءِ، جيئن توهان کان توحيد جا مسئلا ۽ قرآن پاڪ ٻڌڻ، جنهن جي توهان دعوت ڏيو ٿا.

ف١٥ جيڪڏهن ايمان نه آڻي. مسئلو: هن مان ثابت ٿيو ته امن ڏنل کي ايذاءُ نه ڏنو وڃي ۽ مدت گذرڻ کان پوءِ ان کي دارالسلام ۾ رهڻ جو حق نه آهي.

ع ١/٦

ف١٦ اسلام ۽ ان جي حقيقت کي نٿا ڄاڻن، پوءِ به انهن کي اُمن ڏيڻ عين حڪمت آهي، ته جيئن ڪلام الله ٻڌن ۽ سمجهن.

ف١٧ جو اهي ٺڳي ۽ عهد شڪني ڪن ٿا.

ف١٨ ۽ انهن کان ڪا عهد شڪني ظهور ۾ نه آئي. مثلاً بني ڪنانه ۽ بني ضمره.

ف١٩ واعدو پورو ڪندا ۽ ڪيئن قول تي قائم رهندا.

ف٢٠ ايمان ۽ عهد پورو ڪرڻ جا واعدا ڪري.

ف٢١ واعدي ٽوڙيندڙ ڪفر ۾ سرڪش، بي مروت، ڪوڙ کان نه شرمائڻ وارا، انهن.

ف٢٢ ۽ دُنيا جي ٿوري فائدي جي پويان ايمان ۽ قرآن ڇڏي ويٺا ۽ جيڪو عهد رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن سان ڪيو هين، تنهن کي ابوسفيان جي ٿوري لالچ ڏيڻ سان ٽوڙي ڇڏيائون

عَنْ سَبِيْلِهٖ ؕ اِنَّهُمْ سَآءَ مَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿٩﴾ لَا يَرْقُبُوْنَ

کان روکيائون. ف٢٣ بيشڪ اُهي ڏاڍا بُرا ڪم ڪن ٿا. ڪنهن مسلمان

فِیْ مُؤْمِنٍ اِلًّا وَّلَا ذِمَّةً ؕ وَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُعْتَدُوْنَ ﴿١٠﴾ فَاِنْ

۾ نه قرابت جو خيال ڪن نه عهد جو ف٢٤ ۽ اُهي ئي سرڪش آهن. پوءِ جيڪڏهن

تَابُوْا وَاَقَامُوا الصَّلٰوةَ وَاٰتَوُا الزَّكٰوةَ فَاِخْوَانُكُمْ فِی الدِّيْنِ ؕ

اهي ف٢٥ توبهه ڪن ۽ نماز قائم رکن ۽ زڪوٰة ڏين ته اهي توهان جا ديني ڀائر آهن ف٢٦

وَنُفَصِّلُ الْاٰيٰتِ لِقَوْمٍ يَّعْلَمُوْنَ ﴿١١﴾ وَاِنْ نَّكَثُوْٓا اَيْمَانَهُمْ

۽ اسان آيتون مفصل بيان ڪريون ٿا ڄاڻڻ وارن جي واسطي. ف٢٧ ۽ جيڪڏهن عهد

مِّنْ بَعْدِ عَهْدِهِمْ وَطَعَنُوْا فِیْ دِيْنِكُمْ فَقَاتِلُوْٓا اَئِمَّةَ الْكُفْرِ ۙ

ڪري پنهنجا قسم ٽوڙن ۽ توهان جي دين تي اعتراض ڪن ته پوءِ ڪفر جي اڳواڻن سان لڙو ف٢٨

اِنَّهُمْ لَآ اَيْمَانَ لَهُمْ لَعَلَّهُمْ يَنْتَهُوْنَ ﴿١٢﴾ اَلَا تُقَاتِلُوْنَ قَوْمًا

بيشڪ انهن جي قسمن جو ڪو ڀروسو نه آهي مَن اُهي مڙي وڃن. ف٢٩ ڇا توهان ان قوم سان لڙائي نه

نَّكَثُوْٓا اَيْمَانَهُمْ وَهَمُّوْا بِاِخْرَاجِ الرَّسُوْلِ وَهُمْ بَدَءُوْكُمْ اَوَّلَ

ڪندؤ جنهن پنهنجا قسم ٽوڙيا ف٣٠ ۽ رسول جي شهر مان ڪڍڻ جو ارادو ڪيائون ف٣١ حالانڪ اڳرائي انهن جي ئي

مَرَّةٍ ؕ اَتَخْشَوْنَهُمْ ۚ فَاللّٰهُ اَحَقُّ اَنْ تَخْشَوْهُ اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿١٣﴾

طرف کان ٿي آهي. ڇا انهن کان ڊڄو ٿا پوءِ الله وڌيڪ حقدار آهي جوان کان ڊڄو جيڪڏهن ايمان

قَاتِلُوْهُمْ يُعَذِّبْهُمُ اللّٰهُ بِاَيْدِيْكُمْ وَيُخْزِهِمْ وَيَنْصُرْكُمْ عَلَيْهِمْ

رکو ٿا. انهن سان لڙائي ڪريو الله کين عذاب ڏيندو توهان جي هٿان ۽ کين خوار ڪندو ف٣٢ ۽ توهان کي انهن تي ڪاميابي

وَيَشْفِ صُدُوْرَ قَوْمٍ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿١٤﴾ وَيُذْهِبْ غَيْظَ قُلُوْبِهِمْ ؕ

ڏيندو ف٣٣ ۽ ايمان وارن جي دل کي تسڪين بخشيندو. ۽ انهن جي دلين جو ڪاوڙ دور فرمائيندو ف٣٤

وَيَتُوْبُ اللّٰهُ عَلٰی مَنْ يَّشَآءُ ؕ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌ حَكِيْمٌ ﴿١٥﴾ اَمْ

۽ الله جنهن جي وٽيس توبهه قبول فرمائي ف٣٥ ۽ الله علم ۽ حڪمت وارو آهي. ڇا توهان

حَسِبْتُمْ اَنْ تُتْرَكُوْا وَلَمَّا يَعْلَمِ اللّٰهُ الَّذِيْنَ جٰهَدُوْا مِنْكُمْ

ان گمان ۾ آهيو ته توهان کي ايئن ئي ڇڏيو ويندو ۽ اڃا الله سڃاڻپ نه ڪرائي انهن جي جيڪي توهان مان جهاد ڪندا ف٣٦



ف٢٣ ۽ ماڻهن کي دين الاهي ۾ داخل ٿيڻ کان روڪيائون.

ف٢٤ جڏهن موقعو ملين، قتل ڪري ڇڏين. پوءِ مسلمانن کي گهرجي ته جڏهن به مشرڪن تي پهچن ته انهن کي معاف نه ڪن.

ف٢٥ ڪفر ۽ وعدي ٽوڙڻ کان باز اچن ۽ ايمان قبول ڪن.

ف٢٦ حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته هن آيت مان ثابت ٿيو ته قبلي وارن جو خون حرام آهي.

ف٢٧ هن مان ثابت ٿيو ته آيتن جي تفصيل تي جنهن کي نظر هجي، سو عالم آهي.

ف٢٨ مسئلو:- هن آيت مان ثابت ٿيو ته جيڪو ذمي ڪافر، دين اسلام تي ظاهري طعنو ڪري، تنهن جو عهد باقي نه ٿو رهي ۽ سو ذمي کان نڪري وڃي ٿو. ان کي قتل ڪرڻ جائز آهي.

ف٢٩ هن آيت مان ثابت ٿيو ته ڪافرن سان جنگ ڪرڻ ۾ مسلمانن جو مقصد کين ڪفر ۽ بد اعماليءَ کان روڪڻ آهي.

ف٣٠ ۽ صلح حديبيه جو عهد ٽوڙيو ۽ مسلمانن جي حليف خزاعه جي خلاف بني بڪر جي مدد ڪئي.

ف٣١ مڪه مڪرمه مان دارالندوه ۾ مشورو ڪري.

ف٣٢ قتل ۽ قيد سان.

ف٣٣ ۽ انهن تي غلبو عطا فرمائيندو.

ف٣٤ اهي سمورا وعدا پورا ٿيا ۽ محبوب نبي ڪريم صلی الله عليه وسلم جن جون خبرون سچيون ٿيون ۽ نبوت جو ثبوت چٽو ۽ واضح ٿي ويو.

ف٣٥ هن ۾ آگاهي آهي ته ڪي مڪي وارا ڪفر کان باز اچي، توبهه تائب ٿيندا. هيءَ خبر به اهڙي ئي واقع ٿي وئي. جيئن ابو سفيان، عڪرمه بن ابو جهل ۽ سهيل بن عمرو ايمان سان مشرف ٿيا.

ف٣٦ اخلاص سان الله جي راهه ۾

وَلَمْ يَتَّخِذُوا مِنْ دُونِ اللّٰهِ وَلَا رَسُولِهٖ وَلَا الْمُؤْمِنِيْنَ

۽ الله ۽ ان جي رسول ۽ مسلمانن کان سواءِ ڪنهن کي پنهنجو راز دار نه بنائيندا

وَلِيْجَةً ۭ وَاللّٰهُ خَبِيْرٌۢ بِمَا تَعْمَلُوْنَ ﴿١٦﴾ مَا كَانَ لِلْمُشْرِكِيْنَ

ف٣٧ ۽ الله توهان جي ڪمن کان باخبر آهي. مشرڪن کي حق نه آهي

اَنْ يَّعْمُرُوْا مَسٰجِدَ اللّٰهِ شٰهِدِيْنَ عَلٰٓى اَنْفُسِهِمْ بِالْكُفْرِ ۭ

جو الله جون مسجدون آباد ڪن ف٣٨ اُهي شاهد آهن پنهنجي ذات تي ڪفر جا ف٣٩

اُولٰۗىِٕكَ حَبِطَتْ اَعْمَالُهُمْ ښ وَفِي النَّارِ هُمْ خٰلِدُوْنَ ﴿١٧﴾ اِنَّمَا

اُهي ئي آهن جن جا سمورا عمل ڇٽ ٿي ويا ۽ هميشه باهه ۾ رهندا. ف٤٠ الله جون

يَعْمُرُ مَسٰجِدَ اللّٰهِ مَنْ اٰمَنَ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ وَاَقَامَ

مسجدون ته فقط اُهي ئي آباد ڪندا آهن جيڪي الله ۽ قيامت تي ايمان رکن ۽ نماز قائم رکندا

الصَّلٰوةَ وَاٰتَى الزَّكٰوةَ وَلَمْ يَخْشَ اِلَّا اللّٰهَ فَعَسٰٓى اُولٰۗىِٕكَ

آهن ۽ زڪواة ڏيندا آهن ف٤١ ۽ الله کان سواءِ ڪنهن کان نه ڊڄندا آهن، پوءِ ف٤٢ قريب آهي

اَنْ يَّكُوْنُوْا مِنَ الْمُهْتَدِيْنَ ﴿١٨﴾ اَجَعَلْتُمْ سِقَايَةَ الْحَاۗجِّ وَعِمَارَةَ

جو اهي ماڻهو هدايت وارن مان هجن. ڇا توهان حاجين جي سبيل ۽ مسجد حرام جي

الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ كَمَنْ اٰمَنَ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ وَجٰهَدَ

خدمت کي ان جي برابر ٺاهيو جنهن الله ۽ قيامت تي ايمان آندو ۽ الله جي راهه ۾

فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ۭ لَا يَسْتَوٗنَ عِنْدَ اللّٰهِ ۭ وَاللّٰهُ لَا يَهْدِي

جهاد ڪيائين اُهي الله وٽ برابر نه آهن ۽ الله ظالمن کي

الْقَوْمَ الظّٰلِمِيْنَ ﴿١٩﴾ اَلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَهَاجَرُوْا وَجٰهَدُوْا فِيْ

هدايت نه فرمائيندو آهي ف٤٣ اُهي جن ايمان آندو ۽ هجرت ڪيائون ۽ پنهنجي مال ۽ جان سان

سَبِيْلِ اللّٰهِ بِاَمْوَالِهِمْ وَاَنْفُسِهِمْ ۙ اَعْظَمُ دَرَجَةً عِنْدَ

الله جي راهه ۾ لڙيا، الله وٽ انهن جو وڏو درجو آهي

اللّٰهِ ۭ وَاُولٰۗىِٕكَ هُمُ الْفَاۗىِٕزُوْنَ ﴿٢٠﴾ يُبَشِّرُهُمْ رَبُّهُمْ بِرَحْمَةٍ

ف٤٤ ۽ اهي ئي ڪامياب آهن ف٤٥ انهن جو رب انهن کي خوشخبري ڏئي ٿو پنهنجي رحمت ۽

ف٣٧ هن مان معلوم ٿيو ته مخلص ۽ غير مخلص ۾ امتياز ڪيو ويندو ۽ هن مان مقصود مسلمانن کي مشرڪن جي ياپيءَ ۽ انهن وٽ مسلمانن جي راز پهچائڻ کان منع ڪرڻو آهي. ف٣٨ مسجدن مان مسجد حرام، ڪعبه معظمه مراد آهي. ان کي جمع جي صيغي سان هن ڪري ذڪر فرمايو ويو جو اهو سڀني مسجدن جو قبلو ۽ امام آهي. انهيءَ جو آباد ڪرڻ وارو اهڙو آهي جيئن سمورين مسجدن جي آباد ڪرڻ وارو ۽ جمع جي صيغي آڻڻ جو هي سبب به ٿي سگهي ٿو ته مسجد حرام جو هر بقعه مسجد آهي ۽ هي به ٿي سگهي ٿو ته مسجدن مان جنس مراد هجي ۽ ڪعبه معظمه ان ۾ داخل هجي ڇو ته اهو ان جنس جو صدر آهي. شان نزول:- قريش ڪافرن جي سردارن جي هڪ جماعت، جيڪا بدر ۾ گرفتار ٿي ۽ تن ۾ محبوب سائين جن جو چاچو حضرت عباس به هو، تنهن کي صحابه ڪرام شرڪ تي عار ڏيارايو ۽ حضرت علي المرتضيٰ ته خاص حضرت عباس کي محبوب سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن جي سامهون اچڻ تي تمام سخت سُست چيو. حضرت عباس چوڻ لڳو ته توهان اسان جون بُرايون ته بيان ڪريو ٿا، ليڪن اسان جون خوبيون لڪايو ٿا. اُن کي چيو ويو، تنهنجون ڪهڙيون خوبيون آهن. اُن چيو اسان توهان کان افضل آهيون، اسان مسجد حرام کي آباد ڪريون ٿا، ڪعبي جي خدمت ڪريون ٿا، حاجين کي کارايون ٿا پياريون ٿا، قيدين کي آزاد ڪرايون ٿا. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي، ته مسجدن کي آباد ڪرڻ جو ڪافرن جو ڪو حق نه آهي؛ ڇو ته مسجد الله تعاليٰ جي عبادت لاءِ آباد ڪئي وڃي ٿي. پوءِ جيڪو خدا جو انڪاري هجي، ان سان ڪفر ڪري، سو مسجد ڇا آباد ڪندو؟ آباد ڪرڻ جي معنيٰ ۾ به ڪيترائي قول آهن؛ هڪ هي ته مسجد جو ٺاهڻ بلند ڪرڻ ۽ مرمت ڪرڻ، جنهن کان ڪافر کي روڪيو ويندو. ٻيو قول هي آهي ته مسجد آباد ڪرڻ مان مراد اُن ۾ داخل ٿيڻ ۽ ويهڻ آهي. ف٣٩ بُت پرستي جو انڪار ڪري يعني هي ٻئي ڳالهيون ڪيئن گڏ ٿي سگهن ٿيون ته ماڻهو ڪفر ۾ به هجي ۽ خاص اسلامي ۽ توحيد جي عبادتگاه کي آباد به ڪري؟ ف٤٠ ڇو ته ڪفر جي حالت ۾ عمل قابل قبول نه آهن نه مهمان نوازي، نه حاجين جي خدمت، نه قيدين جو آزاد ڪرائڻ؛ ڇو ته ڪافر جو ڪو به فعل الله تعاليٰ جي رضا لاءِ هوندو ئي نه آهي، انهيءَ ڪري ان جو هر عمل بيڪار آهي ۽ جيڪڏهن اهو ڪفر تي ئي مُري ته جهنم ۾ سندس لاءِ هميشگيءَ جو عذاب آهي. ف٤١ هن آيت ۾ هي بيان ڪيو ويو ته مسجدن جي آباد ڪرڻ جا حقدار مؤمن آهن، مسجدن جي آباد ڪرڻ ۾ هي اُمور به داخل آهن: ٻهاري ڏيڻ، صفائي ڪرڻ، روشني ڪرڻ ۽ مسجدن کي دنيا جي ڳالهين ۽ اهڙين شين کان محفوظ رکڻ جن لاءِ اهي ٺاهيون نه ويون آهن. مسجدون عبادت ۽ ذڪر ڪرڻ لاءِ ٺاهيون ويون آهن ۽ علم جو درس به ذڪر ۾ شامل آهي. ف٤٢ يعني ڪنهن ٻئي جي رضا کي الله تعاليٰ جي رضا تي ڪنهن به طرح سان مقدم نه ٿا ڪن. اهائي معنيٰ آهي الله تعاليٰ کان ڊڄڻ ۽ غير کان نه ڊڄڻ جي. ف٤٣ مُراد هيءَ آهي ته ڪافرن جو مؤمنن سان ڪو تعلق نه آهي، نه ئي اُنهن جي اعمال جو هنن جي عملن سان؛ ڇو ته ڪافر جا عمل اجايا آهن، ته ڀري ڪٿي اُهي حاجين لاءِ سبيلون لڳائن يا مسجد حرام جي خدمت ڪن. مطلب ته ڪافرن جي عملن کي مؤمنن جي عملن جي برابر قرار ڏيڻ ظلم آهي. شان نزول:- بدر جي ڏينهن جڏهن حضرت عباس گرفتار ٿي آيو ته اُن محبوب رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي صحابه ڪرام کي چيو ته جيڪڏهن توهان کي اسلام، هجرت ۽ جهاد ۾ اڳرائي حاصل آهي ته اسان کي به مسجد حرام جي خدمت ۽ حاجين لاءِ سبيلن لڳائڻ جو شرف حاصل آهي؛ تنهن تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ آگاهه ڪيو ويو ته جيڪي عمل ايمان سان نه ڪيا وڃن سي بيڪار آهن. ف٤٤ بين ڪان. ف٤٥ ۽ انهن کي دنيا ۽ آخرت جي نيڪ بختي ملي.

مِّنْهُ وَرِضْوَانٍ وَّجَنّٰتٍ لَّهُمْ فِيْهَا نَعِيْمٌ مُّقِيْمٌ ﴿٢١﴾ خٰلِدِيْنَ

پنهنجي رضا جي وڪ٤٦ ۽ انهن باغن جي جن ۾ انهن جي واسطي دائمي نعمت آهي. هميشه هميشه

فِيْهَآ اَبَدًا ؕ اِنَّ اللّٰهَ عِنْدَهٗٓ اَجْرٌ عَظِيْمٌ ﴿٢٢﴾ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ

ان ۾ رهندا. بيشڪ الله وٽ وڏو ثواب آهي. اي ايمان وارؤ

اٰمَنُوْا لَا تَتَّخِذُوْٓا اٰبَآءَكُمْ وَاِخْوَانَكُمْ اَوْلِيَآءَ اِنِ اسْتَحَبُّوا

پنهنجي پيءُ ۽ پنهنجي ڀائرن کي دوست نه سمجهو جيڪڏهن اهي ايمان جي بجاءِ ڪفر کي

الْكُفْرَ عَلَى الْاِيْمَانِ ؕ وَمَنْ يَّتَوَلَّهُمْ مِّنْكُمْ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ

پسند ڪن ۽ توهان مان جيڪي انهن سان دوستي رکندا ته اهي ئي

الظّٰلِمُوْنَ ﴿٢٣﴾ قُلْ اِنْ كَانَ اٰبَآؤُكُمْ وَاَبْنَآؤُكُمْ وَاِخْوَانُكُمْ وَ

ظالم آهن وڪ٤٧ تون فرماءِ جيڪڏهن توهان جا پيءُ ۽ توهان جا پٽ ۽ توهان جا ڀائر

اَزْوَاجُكُمْ وَعَشِيْرَتُكُمْ وَاَمْوَالُ ِۨاقْتَرَفْتُمُوْهَا وَتِجَارَةٌ

۽ توهان جون زالون ۽ توهان جو ڪٽنب ۽ توهان جو ڪمايل مال ۽ واپار

تَخْشَوْنَ كَسَادَهَا وَمَسٰكِنُ تَرْضَوْنَهَآ اَحَبَّ اِلَيْكُمْ مِّنَ اللّٰهِ

جنهن جي نقصان جو توهان کي ڀؤ آهي ۽ توهان جي پسند جو جايون اهي شيون الله ۽ ان جي رسول

وَرَسُوْلِهٖ وَجِهَادٍ فِيْ سَبِيْلِهٖ فَتَرَبَّصُوْا حَتّٰى يَاْتِيَ اللّٰهُ بِاَمْرِهٖ ؕ

۽ اُن جي راهه ۾ لڙڻ کان وڌيڪ پيار يون هجن پوءِ انتظار ڪريو تان جو الله پنهنجو حڪم آڻي وڪ٤٨

وَاللّٰهُ لَا يَهْدِي الْقَوْمَ الْفٰسِقِيْنَ ﴿٢٤﴾ ع لَقَدْ نَصَرَكُمُ اللّٰهُ فِيْ

۽ الله فاسقن کي هدايت نه ڏيندو آهي. بيشڪ الله گهڻن جاين تي توهان جي

مَوَاطِنَ كَثِيْرَةٍ ۙ وَّيَوْمَ حُنَيْنٍ ۙ اِذْ اَعْجَبَتْكُمْ كَثْرَتُكُمْ فَلَمْ

مدد فرمائي وڪ٤٩ ۽ حنين جي ڏينهن جڏهن توهان پنهنجي گهڻائي تي آڪڙ کيئي هئي پوءِ اها

تُغْنِ عَنْكُمْ شَيْئًا وَّضَاقَتْ عَلَيْكُمُ الْاَرْضُ بِمَا رَحُبَتْ ثُمَّ

توهان کي ڪو فائدو نه ڏنئي سگهي وڪ٥٠ ۽ زمين پنهنجي ايڏي ڪشادگي جي باوجود توهان تي سوڙهي ٿي وئي وڪ٥١

وَلَّيْتُمْ مُّدْبِرِيْنَ ﴿٢٥﴾ ج ثُمَّ اَنْزَلَ اللّٰهُ سَكِيْنَتَهٗ عَلٰى رَسُوْلِهٖ وَ

پوءِ توهان پٺي ڏئي ڦري ويؤ. پوءِ الله پنهنجي تسڪين لاٿي پنهنجي رسول تي وڪ٥٢ ۽

منزل ٢

وڪ٤٦ ۽ هيءَ اعلىٰ ترين خوشخبري آهي؛ ڇو ته مالڪ جي رحمت ۽ رضا ئي جو سڀ کان وڏو مقصد ۽ پياري مُراد آهي.

وڪ٤٧ جڏهن مسلمانن کي ڪافرن کان مِٽي مائٽي جي ڇڏڻ جو حڪم ڏنو ويو ته ڪن ماڻهن چيو ته هي ڪيئن ممڪن آهي، جو ماڻهو پنهنجي پيءُ، ڀاءُ وغيره قرابت وارن سان تعلق ڇڏي ڏئي. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ ٻڌايو ويو ته ڪافرن سان مِٽي مائٽي جائز نه آهي، ڇا ڪي انهن سان ڪو به رشتو هجي، جيئن اڳتي ارشاد فرمايو اٿس.

وڪ٤٨ ۽ جلدي اچڻ واري عذاب ۾ مُبتلا ڪري ڇڏيندو يا دير سان اچڻ واري عذاب ۾. هِن آيت مان ثابت ٿيو ته دين جي محفوظ رکڻ جي لاءِ دُنيا جي تڪليف برداشت ڪرڻ مسلمانن تي لازم آهي ۽ الله ۽ سندس رسول جي اطاعت جي مقابلي ۾ دنيوي تعلقات ڪجهه واجهائڻ جي قابل نه آهن ۽ خدا ۽ رسول جي محبت، ايمان جو دليل آهي.

وڪ٤٩ يعني محبوب رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي صحابن (مسلمانن) کي جنگين ۾ ڪافرن تي غلبو عطا ڪيو. جيئن بدر جي واقعي قريظه، نضير، حديبيه، خيبر ۽ فتح مڪه ۾.

وڪ٥٠ حنين هڪ ماٿري آهي. طائف جي ويجهو مڪه مڪرمه کان چند ميلن جي مفاصلي تي. هتي فتح مڪه کان ٿورن ئي ڏينهن کان پوءِ قبيله هوازن ۽ قبيله ثقيف سان جنگ ٿي. هِن جنگ ۾ مسلمانن جو تعداد ٻارهن هزار يا ان کان وڌيڪ هو ۽ مُشرڪ چار هزار رهيا. جڏهن ٻئي لشڪر آمهون سامهون ٿيا ته مسلمانن مان ڪنهن شخص پنهنجي گهڻائي تي فخر ڪندي چيو ته هاڻي اسان تي مغلوب نه ٿينداسين. هو ڪلمو محبوب رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کي تمام ڳرو لڳو، ڇو ته حضور جن هر حال ۾ الله تعالىٰ تي توڪل فرمائيندا هئا ۽ تعداد جي گهٽتائي يا گهڻائي تي نظر نه رکندا هئا. جنگ شروع ٿي ۽ سخت خونريزي ٿي، مُشرڪ ڀڳا ۽ مسلمان موقعو ڏسي غنيمت جي مال ميڙڻ ۾ مصروف ٿي ويا. اهو ڏسي ڀڄندڙ لشڪر موقعو سمجهي تيرن جي بارش شروع ڪري ڏني ۽ اهي تيراندازي ۾ گهڻي مهارت رکندا هئا. نتيجو هي نڪتو جو ان هنگامي ۾ مسلمانن جا قدم اکڙجي ويا، لشڪر وڙهي ڀڳو ۽ محبوب سيّد عالم صلى الله عليه وسلم جن وٽ سندن چاچي حضرت عباس ۽ سندن سؤٽ ابوسفيان بن حارث کان سواءِ ٻيو ڪو به باقي نه رهيو. محبوب سائين ان وقت پنهنجي سواري کي ڪافرن جي طرف وڌايو ۽ حضرت عباس کي حڪم فرمايو ته پنهنجن سائين کي بلند آواز سان سڏ: اُن جي پڪارڻ تي اهي ماڻهو لبيڪ لبيڪ چوندي موٽي آيا ۽ ڪافرن سان جنگ شروع ٿي وئي. جڏهن لڙائي زور وشور سان ٿي تڏهن محبوب سائين پنهنجي هٿ مبارڪ سان پٿريون کڻي ڪافرن جي منهن تي هڻي فرمايائون، محمد جي رب جو قسم ڀڄي نڪتا. پٿرين جي هڻڻ سان ئي ڪافر ڀڄڻ لڳا ۽ محبوب رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن انهن جون غنيمتون مسلمانن کي ورهائي ڏنيون. هنن آيتن ۾ انهيءَ واقعي جو بيان آهي. وڪ٥١ ۽ توهان اتي ٽڪي به نه سگهيا. وڪ٥٢ جو اطمينان سان پنهنجي جاءِ تي قائم رهيا.

عَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ وَاَنْزَلَ جُنُوْدًا لَّمْ تَرَوْهَا وَعَذَّبَ الَّذِيْنَ
مسلمانن تي ف٥٣ ۽ اهي لشڪرلا تائين جيڪي توهان نه ڏٺا ف٥٤ ۽ ڪافرن کي عذاب

كَفَرُوْا ؕ وَذٰلِكَ جَزَآءُ الْكٰفِرِيْنَ ﴿٢٦﴾ ثُمَّ يَتُوْبُ اللّٰهُ مِنْ بَعْدِ
ڏنائين ف٥٥ ۽ اهائي سزا آهي منڪرن جي. پوءِ ان کان بعد الله جنهن کي وڻيس

ذٰلِكَ عَلٰى مَنْ يَّشَآءُ ؕ وَاللّٰهُ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿٢٧﴾ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ
توبھ جي توفيق ڏيندو ف٥٦ ۽ الله بخشيندڙ مهربان آهي. اي ايمان وارؤ

اٰمَنُوْٓا اِنَّمَا الْمُشْرِكُوْنَ نَجَسٌ فَلَا يَقْرَبُوا الْمَسْجِدَ الْحَرَامَ
مشرڪ ته سخت پليت آهن ف٥٧ سو هن سال کان پوءِ اهي مسجد حرام جي ويجهو

بَعْدَ عَامِهِمْ هٰذَا ۚ وَاِنْ خِفْتُمْ عَيْلَةً فَسَوْفَ يُغْنِيْكُمُ اللّٰهُ
نه اچڻ گهرجن ف٥٨ ۽ جيڪڏهن توهان کي محتاجي جو انديشو هجي ته ف٥٩ عنقريب الله توهان کي دولتمند ڪري ڇڏيندو

مِنْ فَضْلِهٖٓ اِنْ شَآءَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَلِيْمٌ حَكِيْمٌ ﴿٢٨﴾ قَاتِلُوا الَّذِيْنَ
پنهنجي مهرباني سان جيڪڏهن گهري ف٦٠ بيشڪ الله علم ۽ حڪمت وارو آهي. لڙائي ڪريو انهن سان

لَا يُؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ وَلَا بِالْيَوْمِ الْاٰخِرِ وَلَا يُحَرِّمُوْنَ مَا حَرَّمَ
جيڪي الله ۽ قيامت جي ڏينهن تي ايمان نٿا رکن ف٦١ ۽ الله ۽ سندس رسول جي حرام ڪيل شين

اللّٰهُ وَرَسُوْلُهٗ وَلَا يَدِيْنُوْنَ دِيْنَ الْحَقِّ مِنَ الَّذِيْنَ اُوْتُوا
کي حرام نٿا ڄاڻن ف٦٢ ۽ سچي دين ف٦٣ جا تابعدار نٿا ٿين يعني اهي جن کي ڪتاب

الْكِتٰبَ حَتّٰى يُعْطُوا الْجِزْيَةَ عَنْ يَّدٍ وَّهُمْ صٰغِرُوْنَ ﴿٢٩﴾ وَ
ڏنو ويو ايستائين جو پنهنجي هٿ سان جزيو (ٽيڪس) نه ڏين ذليل ٿي ڪري. ف٦٤

قَالَتِ الْيَهُوْدُ عُزَيْرُ ابْنُ اللّٰهِ وَقَالَتِ النَّصٰرَى الْمَسِيْحُ
۽ يهودين چيو ته عزير الله جو پٽ آهي ف٦٥ ۽ نصارن چيو مسيح الله

ابْنُ اللّٰهِ ؕ ذٰلِكَ قَوْلُهُمْ بِاَفْوَاهِهِمْ ۚ يُضَاهِئُوْنَ قَوْلَ الَّذِيْنَ
جو پٽ آهي. اهي ڳالهيون پنهنجي منهن (زبان) سان بڪن ٿا ف٦٦ اڳين ڪافرن وانگر

كَفَرُوْا مِنْ قَبْلُ ؕ قٰتَلَهُمُ اللّٰهُ ۚ اَنّٰى يُؤْفَكُوْنَ ﴿٣٠﴾ اِتَّخَذُوْٓا
ڳالهيون گهڙن ٿا. الله انهن کي ماري، ڪاڏي اونڌي منهن وڃن ٿا. ف٦٧ انهن پنهنجي

ف٥٣ جو حضرت عباس رضي الله تعالیٰ عنه جي پڪارڻ سان نبي ڪريم صلی الله عليه وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ واپس آيا. ف٥٤ يعني ملائڪ. جن کي ڪافرن ابلق گهوڙن تي سفيد لباس پهريل ۽ دستاربند ڏٺو. اهي ملائڪ مسلمانن جي شوڪت وڌائڻ جي لاءِ آيا هئا. هن جنگ ۾ انهن قتال نه ڪيو مگر بدر ۾.

ف٥٥ جو پڪڙيا ويا، ماريا ويا، انهن جا عيال ۽ مال مسلمانن جي هٿ آيا.

ف٥٦ ۽ اسلام جي توفيق عطا فرمائيندو، جيئن هوازن جي باقي ماڻهن کي توفيق ڏني، اهي مسلمان ٿي محبوب رسول ڪريم صلی الله عليه وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيا ۽ حضور جن انهن جي قيدين کي آزاد ڪرڻ فرمايو.

ف٥٧ جو انهن جو باطن خبيث آهي، اهي نه پاڪائي ڪندا ۽ نه پليتين کان بچندا آهن. ف٥٨ نه حج نه عمري جي لاءِ ۽ ان سال مان مراد سنه ٩ هجري آهي ۽ مشرڪن جي منع ڪرڻ جي معنیٰ هي آهي ته مسلمان انهن کي روڪين.

ف٥٩ جو مشرڪن کي حج کان روڪڻ سان واپار کي نقصان پهچندو ۽ مڪي وارن کي تنگي پيش ايندي. ف٦٠ عڪرمه چيو ته ائين ئي ٿيو الله تعالیٰ انهن کي غني ڪري ڇڏيو. گهڻيون برساتون وسيون، پيداوار به گهڻي ٿي. مقاتل چيو ته يمن جي آس پاس وارا ماڻهو مسلمان ٿيا ۽ انهن مڪي وارن تي پنهنجون گهڻيون دولتون خرچ ڪيون. (جيڪڏهن گهري) فرمائڻ ۾ تعليم آهي ته ٻانهي کي گهرجي ته خير جي طلب ۽ آفتن جي دفع جي لاءِ هميشه الله جي طرف متوجه رهي ۽ سڀني امرن کي انهيءَ جي مشيت سان متعلق ڄاڻي.

ف٦١ الله تعالیٰ تي ايمان آڻڻ هي آهي ته ان جي ذات ۽ مڙني پاڪ صفتن کي مڃي ۽ جيڪو ان جي شان جي لائق نه هجي، ان جي طرف نسبت نه ڪري ۽ ڪن مفسرن، رسولن تي ايمان آڻڻ به الله تعالیٰ تي ايمان آڻڻ ۾ داخل قرار ڏنو آهي. پوءِ يهودي ۽ نصارا جيتوڻيڪ الله تعالیٰ تي ايمان آڻڻ جا دعويدار آهن، پر اها دعویٰ سندن ڪوڙي آهي، جو ته يهودي تجسيم ۽ تشبيه جا ۽ نصارا حلول جا معتقد آهن، سي ڪيئن الله تعالیٰ تي ايمان آڻڻ وارا ٿي سگهن ٿا. اهڙيءَ طرح يهودين مان جيڪي حضرت عزير کي ۽ نصارن مان حضرت عيسیٰ کي خدا جو پٽ چون ٿا، سو تن مان به ڪو الله تعالیٰ تي ايمان آڻڻ وارو نه ٿيو. اهڙيءَ طرح جيڪو هڪ رسول جي تڪذيب ڪري سو الله تعالیٰ تي ايمان آڻڻ وارو نه آهي. پر يهودي ۽ نصارا ته گهڻن نبين سڳورن جي تڪذيب ڪن ٿا. تنهن ڪري اهي الله تعالیٰ تي ايمان آڻڻ وارا نه آهن. شان نزول:- مجاهد جو قول آهي ته هي آيت ان وقت نازل ٿي، جڏهن محبوب نبي ڪريم صلی الله عليه وسلم جن کي روم سان قتال ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو ۽ انهي جي نازل ٿيڻ کان پوءِ تبوڪ جي جنگ ٿي. ڪلبي جو قول آهي ته هيءَ آيت يهودين جي قريظه ۽ نضير قبيلن جي حق ۾ نازل ٿي. محبوب سيدعالم صلی الله عليه وسلم جن انهن سان صلح منظور فرمائي ۽ اهو ئي پهريون جزيو آهي جيڪو اسلام وارن کي مليو ۽ اها پهرين ذلت آهي جيڪا ڪافرن کي مسلمانن جي هٿان پهتي. ف٦٢ قرآن ۽ حديث ۾ ۽ ڪن مفسرن جو قول آهي ته معنیٰ هيءَ آهي ته توريت ۽ انجيل جي مطابق عمل نٿا ڪن، انهن جي تحريف ڪن ٿا ۽ احڪام پنهنجي دل سان گهڙن ٿا. ف٦٣ اسلام دين الاهي. ف٦٤ معاهد ڪيل اهل ڪتاب کان خراج ورتو وڃي جيڪو ته ان جو نالو جزيه آهي. مسئلو:- هي جزيو نقد ورتو ويندو آهي، هن ۾ ادڌار نه آهي. مسئلو:- جزيي ڏيڻ واري کي خود حاضر ٿي جزيو ڏيڻ گهرجي. مسئلو:- پيادل هلي حاضر ٿي، بيهي پيش ڪري. مسئلو:- جزيه جي قبول ڪرڻ ۾ ترڪ ۽ هندو وغيره اهل ڪتاب سان گڏ ملحق آهن، سواءِ عرب جي مشرڪن جي، جو انهن کان جزيو قبول نه آهي. مسئلو:- اسلام آڻڻ سان جزيو ختم ٿي وڃي ٿو. حڪمت جزيه مقرر ڪرڻ جي هيءَ آهي ته ڪافرن کي مهلت ڏني وڃي ته جيئن اهي اسلام جي نيڪين ۽ دليلن جي قوت ڏسن ۽ قديم ڪتابن ۾ محبوب سيد عالم صلی الله عليه وسلم جن جي خبر ۽ محبوب پاڪ صاحب لولاڪ جن جي نعت ۽ صفت ڏسي اسلام جي سعادت سان مشرف ٿيڻ جو موقعو حاصل ڪن. ف٦٥ اهل ڪتاب جي بي ديني جو جيڪو مٿي ذڪر فرمايو ويو، هيءَ ان جو تفصيل آهي ته اهي الله تعالیٰ جي جناب ۾ اهڙا فاسد اعتقاد رکن ٿا ۽ مخلوق کي الله تعالیٰ جو پٽ ٻڌائي پوڄين ٿا. شان نزول:- رسول ڪريم صلی الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ يهودين جي هڪ جماعت آئي ۽ چوڻ لڳي ته اسان توهان جو اتباع ڪهڙيءَ طرح ڪريون، توهان اسان جو قبلو به ڇڏي ڏنو ۽ حضرت عزير کي خدا جو پٽ به نٿا سمجهو. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي. ف٦٦ جن تي نه ڪو دليل نه ڪو برهان ۽ وري پنهنجيءَ جهالت سان ان باطل صريح جا معتقد به آهن. ف٦٧ ۽ الله تعالیٰ جي وحدانيت تي حجتن قائم ٿيڻ ۽ دليلن واضح ٿيڻ جي باوجود ان ڪفر ۾ مبتلا ٿين ٿا.

اَحْبَارَهُمْ وَرُهْبَانَهُمْ اَرْبَابًا مِّنْ دُوْنِ اللّٰهِ وَالْمَسِيْحَ ابْنَ
پادرين ۽ جوگين کي الله کان سواءِ خدا ناهيو ٦٨ ۽ مريم جي پٽ مسيح
مَرْيَمَ ۚ وَمَآ اُمِرُوْٓا اِلَّا لِيَعْبُدُوْٓا اِلٰهًا وَّاحِدًا ۚ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ؕ
کي ٦٩ ۽ حالانڪ انهن کي حڪم ته اهو هو ته ٧٠ فقط هڪ الله جي پوڄا ڪن جنهن کان سواءِ عبادت جوڳو لائق
سُبْحٰنَهٗ عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ﴿٣١﴾ يُرِيْدُوْنَ اَنْ يُّطْفِـُٔوْا نُوْرَ اللّٰهِ
نه آهي، اهو پاڪ آهي انهن جي شرڪ کان. چاهن ٿا ته الله جو نور واڪ پنهنجي منهن (ڦوڪن) سان وسائن
بِاَفْوَاهِهِمْ وَيَاْبَى اللّٰهُ اِلَّآ اَنْ يُّتِمَّ نُوْرَهٗ وَلَوْ كَرِهَ الْكٰفِرُوْنَ ﴿٣٢﴾
۽ الله کي ته فقط پنهنجو نور پورو ڪرڻ ئي منظور آهي ٧١ توڙي جو ڪافرن کي برو لڳي.
هُوَ الَّذِيْٓ اَرْسَلَ رَسُوْلَهٗ بِالْهُدٰى وَدِيْنِ الْحَقِّ لِيُظْهِرَهٗ
اهو ئي آهي جنهن پنهنجو رسول ٧٣ هدايت ۽ سچي دين سان موڪليو جو انهي کي
عَلَى الدِّيْنِ كُلِّهٖ ۙ وَلَوْ كَرِهَ الْمُشْرِكُوْنَ ﴿٣٣﴾ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ
سمورن دينن تي غالب ڪري ٧٤ توڙي جو مشرڪن کي ڏکيو لڳي. اي ايمان وارؤ
اٰمَنُوْٓا اِنَّ كَثِيْرًا مِّنَ الْاَحْبَارِ وَالرُّهْبَانِ لَيَاْكُلُوْنَ
بيشڪ گهڻئي پادري ۽ جوگي ماڻهن جو مال ناحق کائي
اَمْوَالَ النَّاسِ بِالْبَاطِلِ وَيَصُدُّوْنَ عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ؕ
وڃن ٿا ٧٥ ۽ الله جي راه کان ٧٦ روڪن ٿا ۽ جيڪي گڏ ڪري رکن ٿا
وَالَّذِيْنَ يَكْنِزُوْنَ الذَّهَبَ وَالْفِضَّةَ وَلَا يُنْفِقُوْنَهَا فِيْ
سون ۽ چاندي ۽ ان کي الله جي راه ۾ خرچ نه ٿا ڪن ٧٧ انهن کي خوشخبري ٻڌاءِ
سَبِيْلِ اللّٰهِ ۙ فَبَشِّرْهُمْ بِعَذَابٍ اَلِيْمٍ ﴿٣٤﴾ يَّوْمَ يُحْمٰى عَلَيْهَا فِيْ
درد ناڪ عذاب جي. جنهن ڏينهن اهو تپايو ويندو جهنم جي باهه ۾ ٧٨ پوءِ ان سان داغ
نَارِ جَهَنَّمَ فَتُكْوٰى بِهَا جِبَاهُهُمْ وَجُنُوْبُهُمْ وَظُهُوْرُهُمْ ؕ هٰذَا مَا كَنَزْتُمْ
ڏنا ويندا اسندن پيشانين ۽ پاسن ۽ پٺين کي ٧٩ هي آهي اهو جو توهان پنهنجي لاءِ گڏ ڪري
لِاَنْفُسِكُمْ فَذُوْقُوْا مَا كُنْتُمْ تَكْنِزُوْنَ ﴿٣٥﴾ اِنَّ عِدَّةَ الشُّهُوْرِ
رکيو هو، هاڻي چکو مزو انهي گڏ ڪرڻ جو. بيشڪ مهينن جي ڳڻپ الله وٽ ٻارهن



ف٦٨ حڪمِ الاهيءَ کي ڇڏي، انهن جي حڪم جا پابند ٿيا.

ف٦٩ ان کي به خدا جو پٽ بڻايو ۽ ان جي نسبت هي باطل اعتقاد ڪيو ته اهو خدا يا خدا جو پٽ آهي يا ان ۾ خدا حلول ڪيو آهي.

ف٧٠ انهن جي ڪتابن ۾ نه انهن جي نبين سڳورن جي طرفان.

ف٧١ دين اسلام يا محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي نبوت جا دليل.

ف٧٢ ۽ پنهنجي دين کي غلبو ڏيڻ.

ف٧٣ حضور محبوب محمد مصطفىٰ صلى الله عليه وسلم.

ف٧٤ ۽ ان جي حجت مضبوط ڪري ۽ ٻين دينن کي ان سان منسوخ ڪري. چنانچه الحمدلله ايئن ئي ٿيو. ضحاڪ جو قول آهي ته هي حضرت عيسىٰ عليه السلام جي نزول جي وقت ظاهر ٿيندو جڏهن ته ڪو دين وارو اهڙو نه هوندو جو اسلام ۾ داخل نه ٿي وڃي. حضرت ابو هريره جي حديث ۾ آهي، محبوب سيد عالم صلي عليه وسلم جن فرمايو ته حضرت عيسىٰ عليه السلام جي زماني ۾ اسلام کان سواءِ ٻي هر ملت هلاڪ ٿي ويندي.

ف٧٥ هن طرح ته دين جا احڪام تبديل ڪري، ماڻهن کان رشوتون وٺن ٿا ۽ پنهنجن ڪتابن ۾ دنيا جي لالچ ۾ ڦيرڦار ۽ تبديلي ڪن ٿا ۽ اڳين ڪتابن جي جن آيتن ۾ محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي نعت ۽ صفت مذڪور آهي، مال حاصل ڪرڻ جي لاءِ انهن ۾ فاسد تاويلون ۽ تحريفون ڪن ٿا.

ف٧٦ اسلام کان ۽ محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن تي ايمان آڻڻ کان.

ف٧٧ بخل ڪن ٿا ۽ مال جا حق ادا نه ٿا ڪن، زڪواة نه ٿا ڏين. شان نزول:- سديءَ جو قول آهي ته هيءَ آيت زڪواة جي روڪيندڙن جي حق ۾ نازل ٿي جڏهن الله تعالىٰ احبار ۽ رهبان جي مال جي حرص جو ذڪر فرمايو ته مسلمانن کي مال گڏ ڪرڻ ۽ ان جي حقن ادا نه ڪرڻ کان خوف ڏياريو. حضرت ابن عمر رضي الله تعالىٰ عنهما کان روايت ٿيل آهي ته جنهن مال جي زڪوات ڏني وڃي سو خزانو نه آهي، توڙي دفن ئي ٿيل هجي ۽ جنهن جي زڪوات نه ڏني وڃي سو خزانو آهي، جنهن جو قرآن ۾ ذڪر ٿيو ته ان جي مالڪ کي ان سان داغ ڏنو ويندو. محبوب رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کي صحابه ڪرام عرض گذاريو ته سون ۽ چانديءَ جو ته اهو حال معلوم ٿيو، پوءِ ڪهڙو مال بهتر آهي، جنهن کي گڏ ڪيو وڃي. فرمايائون ذڪر ڪرڻ واري زبان ۽ شڪر ڪرڻ واري دل ۽ نيڪ گهرواري، جيڪا ايماندار هجي ۽ ان جي ايمان جي مدد ڪري يعني پرهيزگار هجي، جو ان جي صحبت سان طاعت ۽ عبادت جو شوق وڌي (ترمذي)

مسئلو: مال جو گڏ ڪرڻ مباح آهي، مذموم نه آهي، جڏهن ته ان جا حق ادا ڪيا وڃن. حضرت عبدالرحمٰن بن عوف ۽ حضرت طلحه وغيره صحابي مالدار هئا، سو جيڪي صحابي مال گڏ ڪرڻ کان نفرت ڪندا هئا، اهي انهن تي اعتراض ڪندا هئا. ف٧٨ ۽ سخت گرمي جي ڪري سفيد ٿي ويندو. ف٧٩ جسم جا سمورا حصا ۽ پاسا ۽ جيئرو ويندو.

عِنۡدَ اللّٰهِ اثۡنَا عَشَرَ شَهۡرًا فِىۡ كِتٰبِ اللّٰهِ يَوۡمَ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ

مهينا آهن ف٨٠ الله جي ڪتاب ۾ ف٨١ جڏهن کان انهيءَ آسمان ۽ زمين کي پيدا ڪيو انهن مان

وَالۡاَرۡضَ مِنۡهَاۤ اَرۡبَعَةٌ حُرُمٌ ؕ ذٰلِكَ الدِّيۡنُ الۡقَيِّمُ ۙ فَلَا تَظۡلِمُوۡا

چار عزت وارا آهن ف٨٢ هي سڌو دين آهي پوءِ انهن مهينن ۾ ف٨٣ پاڻ تي ظلم نه ڪيو

فِيۡهِنَّ اَنۡفُسَكُمۡ وَقَاتِلُوا الۡمُشۡرِكِيۡنَ كَآفَّةً كَمَا يُقَاتِلُوۡنَكُمۡ كَآفَّةً ؕ

۽ مشرڪن سان هر وقت لڙائي ڪريو جيئن اُهي توهان سان هر وقت لڙندا آهن ۽

وَاعۡلَمُوۡۤا اَنَّ اللّٰهَ مَعَ الۡمُتَّقِيۡنَ ۝٣٦ اِنَّمَا النَّسِىۡٓءُ زِيَادَةٌ فِى

۽ ڄاڻي ڇڏيو ته الله پرهيزگارن سان گڏ آهي. ف٨٤ انهن جو مهينن کي پٺتي هٽائڻ نه آهي مگر

الۡكُفۡرِ يُضَلُّ بِهِ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا يُحِلُّوۡنَهٗ عَامًا وَّيُحَرِّمُوۡنَهٗ عَامًا

ڪفر ۾ زياده وڌڻ ف٨٥ ان سان ڪافرن کي گمراه ڪيو وڃي ٿو هڪ سال ان کي ف٨٦ حلال ٺاهيندا آهن ۽ ٻئي سال

لِّيُوَاطِـُٔوۡا عِدَّةَ مَا حَرَّمَ اللّٰهُ فَيُحِلُّوۡا مَا حَرَّمَ اللّٰهُ ؕ زُيِّنَ لَهُمۡ

اُن کي حرام ٺاهيندا آهن جوان ڳڻپ جي برابر ٿي وڃن جيڪا الله حرام فرمائي ف٨٧ ۽ الله جي حرام

سُوۡۤءُ اَعۡمَالِهِمۡ ؕ وَاللّٰهُ لَا يَهۡدِى الۡقَوۡمَ الۡكٰفِرِيۡنَ ۝٣٧ يٰۤاَيُّهَا

ڪيل کي حلال ڪري وٺن. انهن جا بُرا ڪم انهن جي نظرن ۾ چڱا لڳن ٿا ۽ الله ڪافرن کي هدايت نه ٿو ڏيندو

الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا مَا لَكُمۡ اِذَا قِيۡلَ لَكُمُ انۡفِرُوۡا فِىۡ سَبِيۡلِ اللّٰهِ

اي ايمان وارؤ توهان کي ڇا ٿيو جڏهن توهان کي چيو وڃي ٿو ته خدا جي راه ۾ ڪوچ ڪيو ته بار سمجهي

اثَّاقَلۡتُمۡ اِلَى الۡاَرۡضِ ؕ اَرَضِيۡتُمۡ بِالۡحَيٰوةِ الدُّنۡيَا مِنَ الۡاٰخِرَةِ ۚ

زمين تي ويهي رهو ٿا ف٨٨ ڇا توهان دنيا جي زندگي پسند ڪري ورتي آخرت جي عيوض ۽ دنيا جي زندگي جو

فَمَا مَتَاعُ الۡحَيٰوةِ الدُّنۡيَا فِى الۡاٰخِرَةِ اِلَّا قَلِيۡلٌ ۝٣٨ اِلَّا تَنۡفِرُوۡا

سامان آخرت جي سامهون نه آهي مگر ٿورڙو. ف٨٩ ۽ جيڪڏهن ڪوچ نه ڪندؤ ف٩٠

يُعَذِّبۡكُمۡ عَذَابًا اَلِيۡمًا ۙ وَّيَسۡتَبۡدِلۡ قَوۡمًا غَيۡرَكُمۡ وَلَا تَضُرُّوۡهُ

ته توهان کي عذاب سخت ڏيندو ۽ توهان جي جاءِ تي ٻيا ماڻهو آڻيندو ف٩١ ۽ توهان ان جو ڪو نقصان

شَيۡـًٔا ؕ وَاللّٰهُ عَلٰى كُلِّ شَىۡءٍ قَدِيۡرٌ ۝٣٩ اِلَّا تَنۡصُرُوۡهُ فَقَدۡ نَصَرَهُ

نه ڪري سگهو ۽ الله سڀ ڪجهه ڪري سگهي ٿو. جيڪڏهن توهان ان (محبوب) جي مدد نه ڪيئي ته بيشڪ الله

ف٨٠ هتي هيءَ بيان فرمايو ويو ته شريعت جا احڪام چنڊ جي مهينن تي آهن، جن جو حساب چنڊ سان آهي. ف٨١ هتي الله تعالیٰ جي ڪتاب مان يا لوح محفوظ مراد آهي يا قرآن پاڪ يا اهو حڪم، جيڪو ان پنهنجي ٻانهن تي لازم ڪيو. ف٨٢ ٽي لڳولڳ ذوالقعد، ذوالحج، محرم ۽ هڪ رجب. عرب جا ماڻهو جاهليت جي زماني ۾ به انهن مهينن جي تعظيم ڪندا هئا ۽ انهن ۾ قتل کي حرام ڄاڻيندا هئا. اسلام ۾ انهن مهينن جي حُرمت ۽ عظمت اڃا وڌيڪ ڪرائي وئي. ف٨٣ گُناهن ۽ نافرماني سان. ف٨٤ انهن جي نصرت ۽ مدد فرمائيندو. ف٨٥ "نسي" لغت ۾ وقت جي مؤخر ڪرڻ کي چوندا آهن ۽ هتي حرام مهيني جي حُرمت جو ٻئي مهيني جي طرف هٽائڻ مُراد آهي. جاهليت جي زماني ۾ عرب حرام مهينن (ذوالقعد، ذوالحج محرم ۽ رجب) جي حُرمت ۽ عظمت جا معتقد هئا. پوءِ جڏهن جنگ جي زماني ۾ هي حُرمت وارا مهينا اچي ويندا هئا ته انهن کي تمام ڳرا لڳندا هئا. ان ڪري انهن چا ڪيو جو، هڪ مهيني جي طرف هٽائڻ لڳا. مُحرم جي حُرمت صفر جي طرف هٽائي محرم ۾ جنگ جاري رکندا هئا ۽ ان جي جاءِ تي صفر کي حرام جو مهينو بنائيندا هئا ۽ جڏهن ان کان به تحريم هٽائڻ جي ضرورت سمجهندا هئا ته ان ۾ به جنگ حلال ڪري ڇڏيندا هئا ۽ ربيع الاول کي حرام مهينو قرار ڏيندا هئا. اهڙيءَ طرح تحريم سال جي سمورن مهينن ۾ گهمندي هئي ۽ سندن انهيءَ طرزعمل سان حرام مهينن جي تخصيص باقي نه رهي. اهڙيءَ طرح حج کي مختلف مهينن ۾ گهمائيندا ڦيرائيندا هئا. محبوب سيدعالم صلی الله عليه وسلم جن حجة الوداع ۾ اعلان فرمايو ته "نسي" جا مهينا گذري ويا هاڻي مهينن جي وقتن جي قانونِ الاهي جي مطابق حفاظت ڪئي وڃي ۽ ڪو به مهينو پنهنجي جاءِ تان هٽايو نه وڃي ۽ هن آيت ۾ "نسي" کي ممنوع قرار ڏنو ويو ۽ ڪفر تي ڪفر جي زيادتي ٻڌائي وئي، ڇو ته هن ۾ حرام مهينن ۾ قتال جي تحريم کي حلال ڄاڻڻ ۽ خدا جي حرام ڪيل کي حلال ڪري وٺڻ لڌو وڃي ٿو. ف٨٦ يعني حرام مهيني کي يا ان جي هٽائڻ کي. ف٨٧ مهينا چار ئي آهن، اها پابندي ڪن ٿا پر انهن جي تخصيص توڙن ٿا. الله تعالیٰ جي حڪم جي خلاف حرام مهيني کي حلال ڪري، اُن جي جاءِ تي ٻئي کي حرام قرار ڏئي ٿو. ف٨٨ ۽ سفر کان گهبرايو ٿا. شان نزول: هيءَ آيت جنگ تبوڪ ۾ ترغيب لاءِ نازل ٿي. تبوڪ، شام جي علائقن ۾ هڪ مقام آهي، مديني طيبه کان چوڏهن منزلن جي مفاصلي تي رجب سنه ٩ھ ۾ طائف



کان واپسيءَ کان پوءِ محبوب سيدعالم صلی الله عليه وسلم جن کي خبر پهتي ته عرب جي نصارن جي تحريڪ سان هرقل روم جي بادشاهه رومين ۽ شامين جي وڏي فوج جمع ڪئي آهي ۽ اهو مسلمانن تي حملي ڪرڻ جو اراده رکي ٿو. حضور محبوب صلی الله عليه وسلم جن مسلمانن کي جهاد جو حڪم فرمايو. اهو زمانو نهايت تنگي ۽ ڏُڪر ۽ سخت گرمي جو هو، ايستائين جو ٻه ٻه ماڻهو هڪ کارڪ تي گذارو ڪري رهيا هئا ۽ ويتر سفر به ڏورانهون ۽ دشمن گهڻا ۽ مضبوط هئا. تنهن ڪري ڪجهه قبيلا ويهي رهيا ۽ انهن کي ان وقت جهاد ۾ وڃڻ ڳرو لڳو، ۽ اُن جنگ ۾ گهڻن منافقن جو پردو ڦاٽو ۽ حال ظاهر ٿي ويو ۽ پڪن سچن جي سچائي به. حضرت عثمان غني رضي الله تعالیٰ عنه ان جنگ ۾ وڏي فراخ دلي ۽ بلند همتي سان خرچ ڪيو. ڏهن هزارن مجاهدن کي سامان ڏنو ۽ ڏهه هزار دينار پڻ ان جنگ ۾ خرچ ڪيا. نوسو اُٺ ۽ هڪ سو گهوڙا سامان گڏ ان کان علاوه آهن ۽ صحابه ڪرام تمام گهڻو خرچ ڪيو، تن ۾ سڀني کان پهرين حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنه پنهنجو سمورو مال خدمت اقدس ۾ حاضر ڪيو، جنهن جو مقدار ڏهه هزار درهم هو ۽ حضرت امير عمر رضی الله تعالیٰ عنه پنهنجو اڌ مال حاضر ڪيو ۽ محبوب سيّد عالم صلی الله عليه وسلم جن ٽيهن هزارن جو لشڪر وٺي هليا. حضرت علی المرتضیٰ رضی الله عنه کي مديني طيبه ۾ ڇڏيائون. عبدالله بن اُبيّ منافق ۽ سندس ساٿي ثنية الوداع تائين هلي رهجي ويا. جڏهن اسلام جو لشڪر تبوڪ ۾ پهتو ۽ ڏٺائون ته چشمي ۾ پاڻي تمام ٿورو آهي. محبوب رسول ڪريم صلی الله عليه وسلم جن ان جي پاڻي مان اُن ۾ ڪُرڙي فرمائي، جنهن جي برڪت سان پاڻي ۾ جوش آيو ۽ چشمو ڀرجي ويو. لشڪر ۽ سندن سمورا جانور چڱي طرح ڍاپجي ويا. محبوب سائين ڪافي عرصو اتي قيام فرمايو. هرقل پنهنجي دل سان محبوب پاڪ صاحب لولاڪ کي سچو نبي ڄاڻيندو هو. ان ڪري کيس خوف ٿيو ۽ ان سائڻ مقابلو نه ڪيو. محبوب سائين پاسن ڏانهن لشڪر موڪليو. جيئن حضرت خالد کي چئن سون کان وڌيڪ سوارن سان اڪيدر حاڪم دومة الجندل جي مقابلي لاءِ موڪليائون ۽ کيس فرمايائون ته توهان ان کي نيل ڳئون جي شڪار ۾ پڪڙيو. تيرهين ئي، جو جيئن اهو نيل ڳاءِ جي شڪار لاءِ پنهنجي قلعي مان ٻاهر نڪتو ته حضرت خالد بن وليد رضی الله تعالیٰ عنه ان کي گرفتار ڪري حضور محبوب سائين جي خدمت اقدس ۾ آندو. محبوب رحمتِ عالم جزيو مقرر فرمائي، ان کي ڇڏي ڏنو. اهڙيءَ طرح ايلہ جي حاڪم کي

اللّٰهُ اِذْ اَخْرَجَهُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا ثَانِىَ اثْنَيْنِ اِذْ هُمَا فِى الْغَارِ

ان جي مدد فرمائي جڏهن ڪافرن جي شرارت سبب انهن کي ٻاهر تشريف وٺي وڃڻو پيو ف۹۲ صرف ٻن جانين سان جڏهن اُهي ٻئي

اِذْ يَقُوْلُ لِصَاحِبِهٖ لَا تَحْزَنْ اِنَّ اللّٰهَ مَعَنَا ۚ فَاَنْزَلَ اللّٰهُ

ف۹۳ غار ۾ هُئا جڏهن پنهنجي دوست کي ف۹۴ فرمائي رهيو هو ته غم نه ڪر بيشڪ الله اسان سان گڏ آهي، پوءِ الله ان تي

سَكِيْنَتَهٗ عَلَيْهِ وَاَيَّدَهٗ بِجُنُوْدٍ لَّمْ تَرَوْهَا وَجَعَلَ كَلِمَةَ

پنهنجو سُڪون لاٿو ف۹۵ ۽ انهن فوجن سان ان جي مدد ڪئي جيڪي اوهان نه ڏٺيون ف۹۶ ۽ ڪافرن جي

الَّذِيْنَ كَفَرُوا السُّفْلٰى ؕ وَكَلِمَةُ اللّٰهِ هِىَ الْعُلْيَا ؕ وَاللّٰهُ عَزِيْزٌ

ڳالهه هيٺ ڪري ڇڏيائين ف۹۷ ۽ الله جوئي ڪلمو بلند آهي ۽ الله غالب حڪمت

حَكِيْمٌ ﴿۴۰﴾ اِنْفِرُوْا خِفَافًا وَّثِقَالًا وَّجَاهِدُوْا بِاَمْوَالِكُمْ وَ

وارو آهي. نڪرو هلڪائي سمجهي يا دل تي بار سمجهي ف۹۸ ۽ الله جي راهه ۾ جهاد ڪريو

اَنْفُسِكُمْ فِىْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ؕ ذٰلِكُمْ خَيْرٌ لَّكُمْ اِنْ كُنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ﴿۴۱﴾ لَوْ

پنهنجي مال ۽ جان سان، اهو توهان جي واسطي بهتر آهي جيڪڏهن اوهان کي ڄاڻ هجي ف۹۹ جيڪڏهن

كَانَ عَرَضًا قَرِيْبًا وَّسَفَرًا قَاصِدًا لَّاتَّبَعُوْكَ وَلٰكِنْۢ بَعُدَتْ

ڪو ويجهڙائي جو مال يا وچٿرو سفر هجي ها ف۱۰۰ ضرور توسان گڏ هجن ها ف۱۰۱ پر انهن کي ته تڪليف جو

عَلَيْهِمُ الشُّقَّةُ ؕ وَسَيَحْلِفُوْنَ بِاللّٰهِ لَوِ اسْتَطَعْنَا لَخَرَجْنَا

رستو پري نظر آيو ۽ هاڻي الله جو قسم کڻندا ف۱۰۲ ته اسان کان ٿي سگهي ها ته ضرور توهان

مَعَكُمْ ۚ يُهْلِكُوْنَ اَنْفُسَهُمْ ۚ وَاللّٰهُ يَعْلَمُ اِنَّهُمْ لَكٰذِبُوْنَ ﴿۴۲﴾ ع

سان گڏ هلون ها ف۱۰۳ پنهنجي پاڻ کي تباهه ٿا ڪن ف۱۰۴ ۽ الله ڄاڻي ٿو ته بيشڪ اُهي ضرور ڪوڙا آهن.

عَفَا اللّٰهُ عَنْكَ ۚ لِمَ اَذِنْتَ لَهُمْ حَتّٰى يَتَبَيَّنَ لَكَ الَّذِيْنَ

الله توکي معاف فرمائي ف۱۰۵ تو انهن کي ڇو اجازت ڏيئي ڇڏي جيستائين ظاهر نه ٿيا هُئا تو وٽ سچا

صَدَقُوْا وَتَعْلَمَ الْكٰذِبِيْنَ ﴿۴۳﴾ لَا يَسْتَاْذِنُكَ الَّذِيْنَ يُؤْمِنُوْنَ

۽ پڌرا نه ٿيا ڪوڙا. ۽ جيڪي الله ۽ قيامت تي ايمان رکن ٿا تو کان اجازت

بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ اَنْ يُّجَاهِدُوْا بِاَمْوَالِهِمْ وَاَنْفُسِهِمْ ؕ

نه گهرندا هن ڪان جو پنهنجي جان ۽ مال سان جهاد ڪن،



اسلام جي پيشڪش ڪيائون ۽ جزيي تي صلح قبول فرمايائون. واپسيءَ جي وقت جڏهن حضور محبوب رحمت عالم صلى الله عليه وسلم جن مديني طيبه جي ويجهو تشريف فرما ٿيا ته جيڪي ماڻهو جهاد ۾ شريڪ ٿيڻ کان رهجي ويا هُئا، سي حاضر ٿيا. محبوب پاڪ صحابن کي حڪم فرمايو ته انهن مان ڪنهن سان به نه ڳالهايو ۽ نه پاڻ وٽ کين ويهاريو. جيسين اسان اجازت نه ڏيون. حڪم موجب مسلمانن انهن کان منهن موڙيو ايستائين جو پيءُ ۽ ڀاءُ جي طرف به نه واجهايائون. انهيءَ باب ۾ هي آيتون نازل ٿيون. ف۸۹ ڇو ته دنيا ۽ ان جو سمورو سامان فاني آهي ۽ آخرت ۽ ان جون سموريون نعمتون باقي آهن. ف۹۰ اي مسلمانو! حضور محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي حڪم موافق الله تبارڪ وتعالىٰ. ف۹۱ جيڪي توهان کان پلاءِ فرمانبردار هوندا. مراد هي آهي ته الله تعالىٰ پنهنجي محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي مدد ۽ سندن دين کي عزت ڏيڻ جو پاڻ ضامن آهي. پوءِ جيڪڏهن توهان حضور محبوب سائين جن جي فرمان جي اطاعت ۾ جلدي ڪندؤ ته اها نيڪ بختي توهان کي نصيب ٿيندي ۽ جيڪڏهن توهان سُستي ڪئي ته الله تعالىٰ محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت جي شرف سان ٻين کي نوازي بلند فرمائيندو.

ف۹۲ يعني هجرت جي وقت مڪي مڪرم مان. جڏهن ڪافرن دارالندوه ۾ حضور محبوب پاڪ جي قتل ۽ قيد وغيره جا بُرا ۽ ڇُڙتا مشورا ڪيا هُئا. ف۹۳ حضور محبوب شفيع عالم صلى الله عليه وسلم جن ۽ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالىٰ عنه. ف۹۴ يعني ٻنهي جهانن جي سردار محبوب پاڪ صلى الله عليه وسلم جن حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالىٰ عنه کي.

ع ۶ ۵ ۱۲

مسئلو:- حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالىٰ عنه جي صحابيت هن آيت مان ثابت آهي. حسن بن فضل فرمايو، جيڪو شخص حضرت ابوبڪر صديق جي صحابي هجڻ جو انڪار ڪري سو، قرآني نص جو منڪر ٿي ڪافر ٿيو. ف۹۵ ۽ دل کي اطمينان عطا فرمايو. ف۹۶ انهن مان مُراد مَلائڪن جون فوجون آهن، جن ڪافرن جا رُخ ڦيرائي ڇڏيا ۽ اهي انهن کي ڏسي نه سگهيا ۽ بدر، احزاب ۽ حنين ۾ به انهن کي غيبي فوجن سان مدد فرمايائين ف۹۷ ڪفر ۽ شرڪ جي دعوت کي گهٽ فرمايائين. ف۹۸ يعني خوشيءَ سان يا بار سمجهي ۽ هڪ قول هيءُ آهي ته قوت سان يا ضعيفيءَ سان ۽ بي ساماني سان يا ضروري سامان سان. ف۹۹ جو جهاد جو ثواب ويهي رهڻ کان بهتر سمجهو ٿا ته پوءِ چالاڪيءَ سان تيار ٿيو ۽ سُستي نه ڪريو. ف۱۰۰ ۽ دنيوي فائدي جي اميد هجي ها ته سخت محنت ۽ مشقت جو انديشو نه هجي ها. ف۱۰۱ شان نزول:- هيءَ آيت انهن منافقن جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪي تبوڪ جي جنگ ۾ وڃڻ کان پٺتي رهيا هُئا. ف۱۰۲ اهي منافق هن طرح معذرت ڪندا. ف۱۰۳ منافقن کي ان معذرت کان اڳ خبر ڏئي ڇڏڻ غيبي خبر ۽ نبوت جي دليلن مان آهي. اهڙيءَ طرح جيئن فرمايو هُئائون، تيئن ئي پيش آيو ۽ انهن ساڳي معذرت ڪئي ۽ ڪوڙا قسم کنيا. ف۱۰۴ ڪوڙو قسم کڻي ڪري. مسئلو:- هن آيت مان ثابت ٿيو ته ڪوڙا قسم کڻڻ هلاڪت جو سبب آهي. ف۱۰۵ "عَفَا اللّٰهُ عَنْكَ" مان ڪلام جي ابتدا ۽ خطاب جو افتتاح مخاطب جي تعظيم ۽ توقير ۾ مبالغي جي لاءِ آهي ۽ عرب جي زبان ۾ هي عرف مشهور آهي جو مخاطب جي تعظيم جي موقعي تي اهڙا ڪلما استعمال ڪيا ويندا هُئا. قاضي عياض رضي الله تعالىٰ عنه شفا شريف ۾ فرمايو، جنهن شخص هن سوال کي ڏورڀو قرار ڏنو، تنهن غلطي ڪئي، ڇو ته تبوڪ جي جنگ ۾ حاضر نه ٿيڻ ۽ گهر ۾ رهڻ جي اجازت گهرڻ وارن کي اجازت ڏيڻ نه ڏيڻ ٻئي حضور محبوب سائين جن جي اختيار ۾ هُئا ۽ پاڻ ان ۾ اختيار وارا هُئا. جيئن الله تعالىٰ فرمايو آهي ته فَاْذَنْ لِّمَنْ شِئْتَ مِنْهُمْ توهان انهن مان جنهن کي گهرو، اجازت ڏئي ڇڏيو. پوءِ لِمَ اَذِنْتَ لَهُمْ فرمائڻ عتاب جي لاءِ نه آهي، بلڪ هي اظهار آهي ته جيڪڏهن توهان انهن کي اجازت نه ڏيو ها، تڏهن به اهي جهاد ۾ وڃڻ وارا نه هُئا ۽ عَفَا اللّٰهُ عَنْكَ جي معنىٰ هيءَ آهي ته الله تعالىٰ توهان کي معاف ڪري گناهه کان. پوءِ توهان جو واسطو ئي نه آهي. هن ۾ محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي مڪمل تڪريم ۽ توقير ۽ تسڪين وتسلي آهي ته جيئن لِمَ اَذِنْتَ لَهُمْ فرمائڻ سان ڪو بار نه ٿئي.

وَاللّٰهُ عَلِيْمٌۢ بِالْمُتَّقِيْنَ ﴿٤٤﴾ اِنَّمَا يَسْتَاْذِنُكَ الَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ

۽ الله خوب ڄاڻڻ وارو پرهيزگارن کي. توکان اهو موڪل اهي ٿي گهرن جيڪي الله ۽ قيامت

بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ وَارْتَابَتْ قُلُوْبُهُمْ فَهُمْ فِيْ رَيْبِهِمْ

تي ايمان نٿا رکن ١٠٦ ۽ انهن جون دليون شڪ ۾ پيون آهن پوءِ اهي پنهنجي شڪ

يَتَرَدَّدُوْنَ ﴿٤٥﴾ وَلَوْ اَرَادُوا الْخُرُوْجَ لَاَعَدُّوْا لَهٗ عُدَّةً وَّلٰكِنْ

۾ ڊانوان ڊول آهن. ١٠٧ ۽ جي انهن کي نڪرڻ جو ارادو هجي ها ١٠٨ ته ان جي واسطي سامان ناهن ها پر خدا کي

كَرِهَ اللّٰهُ انْۢبِعَاثَهُمْ فَثَبَّطَهُمْ وَقِيْلَ اقْعُدُوْا مَعَ الْقٰعِدِيْنَ ﴿٤٦﴾

انهن جو اٿڻ ناپسند هو پوءِ انهن ۾ سستي ڀري ڇڏي ١٠٩ ۽ انهن کي فرمايو ويو ته ويهي رهو ويهندڙن سان گڏ. ١١٠

لَوْ خَرَجُوْا فِيْكُمْ مَّا زَادُوْكُمْ اِلَّا خَبَالًا وَّلَا۠اَوْضَعُوْا خِلٰلَكُمْ

جيڪڏهن اهي توهان سان نڪرن ها ته انهن کان توهان کي ڪجهه نه ملي ها سواءِ زياده نقصان جي ۽ توهان ۾ فتني وجهڻ

يَبْغُوْنَكُمُ الْفِتْنَةَ ۚ وَفِيْكُمْ سَمّٰعُوْنَ لَهُمْ ۭ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌۢ

جي واسطي توهان جي درميان ڊوڙندا ڦرن ها ١١١ ۽ توهان ۾ انهن جا جاسوس موجود آهن ١١٢ ۽ الله خوب ڄاڻي ٿو

بِالظّٰلِمِيْنَ ﴿٤٧﴾ لَقَدِ ابْتَغَوُا الْفِتْنَةَ مِنْ قَبْلُ وَقَلَّبُوْا لَكَ الْاُمُوْرَ

ظالمن کي. بيشڪ انهن ته اڳيئي فتنو چاهيو هو ١١٣ ۽ اي محبوب! توهنجي واسطي تدبيرون الٽ پلٽ ڪيائون ١١٤

حَتّٰى جَاۗءَ الْحَقُّ وَظَهَرَ اَمْرُ اللّٰهِ وَهُمْ كٰرِهُوْنَ ﴿٤٨﴾ وَمِنْهُمْ

ايستائين جو حق آيو ١١٥ ۽ الله جو حڪم ظاهر ٿيو ١١٦ جڏهن ته انهن کي پسند نه هو. ۽ انهن مان ڪو توهان

مَّنْ يَّقُوْلُ ائْذَنْ لِّيْ وَلَا تَفْتِنِّيْ ۭ اَلَا فِي الْفِتْنَةِ سَقَطُوْا ۭ وَ

کي هن طرح عرض ڪري ٿو ته مون کي موڪل ڏيو ۽ فتني ۾ نه وجهو ١١٧ ٻڌو اهي فتني ۾ ته اڳيئي ڪري چڪا آهن ١١٨ ۽

اِنَّ جَهَنَّمَ لَمُحِيْطَةٌۢ بِالْكٰفِرِيْنَ ﴿٤٩﴾ اِنْ تُصِبْكَ حَسَنَةٌ تَسُؤْهُمْ ۚ

بيشڪ جهنم گهيرو ڪندڙ آهي ڪافرن کي. جيڪڏهن توهان کي ڪا چڱائي ملي ١١٩ ته انهن کي تڪليف ٿئي ٿي

وَاِنْ تُصِبْكَ مُصِيْبَةٌ يَّقُوْلُوْا قَدْ اَخَذْنَآ اَمْرَنَا مِنْ قَبْلُ

۽ جيڪڏهن توهان کي ڪا تڪليف پهچي ١٢٠ ته چون ٿا ته اسان اڳيئي پنهنجو ڪم ٺيڪ ڪري ڇڏيو آهي

وَيَتَوَلَّوْا وَّهُمْ فَرِحُوْنَ ﴿٥٠﴾ قُلْ لَّنْ يُّصِيْبَنَآ اِلَّا مَا كَتَبَ اللّٰهُ

۽ خوشيون ڪندا ڦري وڃن ٿا ١٢١ توهان فرمايو ته اسان کي ڪڏهن به نه پهچندو مگر اهو ڪجهه جيڪو الله اسان جي واسطي لکي ڇڏيو



١٠٦ يعني منافق

١٠٧ نه هيڏانهن جا ٿيا نه هوڏانهن جا. نه ڪافرن سان رهي سگهيا نه مؤمنن جو ساٿ ڏئي سگهيا.

١٠٨ ۽ جهاد جو ارادو رکن ها.

١٠٩ انهن جي اجازت گهرڻ تي.

١١٠ ويهي رهڻ وارن مان عورتون ٻار ۽ بيمار ۽ اپاهج ماڻهو مراد آهن.

١١١ ۽ ڪوڙيون ڪوڙيون ڳالهيون ٺاهي فساد ڦهلائين ها.

١١٢ جيڪي توهان جون ڳالهيون انهن وٽ پهچائن.

١١٣ ۽ اهي توهان جي صحابه ڪرام کي دين کان روڪڻ جي ڪوشش ڪن ها. جيئن عبد الله بن ابي بن ابي سلول منافق احد جي ڏينهن، مسلمانن کي برغلائڻ لاءِ پنهنجي جماعت وٺي واپس ٿيو.

١١٤ ۽ انهن توهان جو ڪم بگاڙڻ دين ۾ فساد وجهڻ جي لاءِ گهڻا مڪر ۽ حيلا ڪيا.

١١٥ يعني الله تعالىٰ جي طرف کان تائيد ۽ مدد.

١١٦ ۽ اُن جو دين غالب ٿيو.

١١٧ شان نزول :- هيءَ آيت جد بن قيس منافق جي حق ۾ نازل ٿي جڏهن محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جنگ تبوڪ جي لاءِ تياري فرمائي ته جد بن قيس چيو يا رسول الله! منهنجي قوم ڄاڻي ٿي ته مان عورتن جو وڏو شيدائي آهيان مون کي انديشو آهي ته مان رومي عورتن کي ڏسندس ته مون کان صبر نه ٿي سگهندو. تنهن ڪري مون کي اتي ئي رهڻ جي اجازت ڏيو ۽ انهن عورتن جي فتني ۾ نه وجهو ۽ مان توهان جي پنهنجي مال سان مدد ڪندس. حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمائي ٿو ته اهو سندس حيلو هو ۽ ان ۾ نفاق کان سواءِ ٻي ڪا علت نه هئي. حضور محبوب ڪريم صلى الله عليه وسلم جن اُن جي طرف کان رُخ مبارڪ ڦيري ڇڏيو ۽ اُن کي اجازت ڏئي ڇڏي. ان جي حق ۾ هيءَ آيت شريف نازل ٿي. ١١٨ ڇو ته جهاد کان ٽارڻ ۽ ويهي رهڻ ۽ محبوب رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي حڪم جي مخالفت ڪرڻ تمام وڏو فتنو آهي.

١١٩ ۽ توهان دشمنن تي فتحياب ٿيو ۽ غنيمت توهان جي هٿ اچي. ١٢٠ ۽ ڪنهن قسم جي سختي پيش اچي. ١٢١ منافق جو چالاڪيءَ سان جهاد ۾ نه وڃي ڪري.

لَنَا ۚ هُوَ مَوْلٰىنَا ۚ وَعَلَى اللّٰهِ فَلْيَتَوَكَّلِ الْمُؤْمِنُوْنَ ﴿٥١﴾ قُلْ هَلْ

(هوئي) اسان جو مولى آهي ۽ مسلمانن کي الله تي ئي ڀروسو رکڻ گهرجي. تون فرماءِ توهان اسان تي

تَرَبَّصُوْنَ بِنَآ اِلَّآ اِحْدَى الْحُسْنَيَيْنِ ۭ وَنَحْنُ نَتَرَبَّصُ بِكُمْ اَنْ

کهڙي شيءِ جو انتظار ڪريو ٿا، مگر ٻن چڱاين مان هڪڙي جو[122] ۽ اسان (توهان تي) هُن انتظار ۾ آهيون

يُّصِيْبَكُمُ اللّٰهُ بِعَذَابٍ مِّنْ عِنْدِهٖٓ اَوْ بِاَيْدِيْنَا ڮ فَتَرَبَّصُوْٓا اِنَّا

ته الله توهان کي عذاب ڏئي پاڻ وٽان[123] يا اسان جي هٿان[124] پوءِ انتظار ڪريو

مَعَكُمْ مُّتَرَبِّصُوْنَ ﴿٥٢﴾ قُلْ اَنْفِقُوْا طَوْعًا اَوْ كَرْهًا لَّنْ يُّتَقَبَّلَ

اسان به توهان سان انتظار ڪري رهيا آهيون. [125] تون فرماءِ ته دل سان خرچ ڪريو يا ٻي دلي سان (توهان) کان

مِنْكُمْ ۭ اِنَّكُمْ كُنْتُمْ قَوْمًا فٰسِقِيْنَ ﴿٥٣﴾ وَمَا مَنَعَهُمْ اَنْ تُقْبَلَ

هرگز قبول نه ٿيندو [126] بيشڪ توهان بي فرمان ماڻهو آهيو. ۽ انهن جو خرچ ڪرڻ قبول پوڻ

مِنْهُمْ نَفَقٰتُهُمْ اِلَّآ اَنَّهُمْ كَفَرُوْا بِاللّٰهِ وَبِرَسُوْلِهٖ وَلَا يَاْتُوْنَ

بند نه ٿيو مگر هن ڪري ته اهي الله ۽ سندس رسول جا منڪر ٿيا ۽ نماز تي نه ايندا

الصَّلٰوةَ اِلَّا وَهُمْ كُسَالٰى وَلَا يُنْفِقُوْنَ اِلَّا وَهُمْ كٰرِهُوْنَ ﴿٥٤﴾

مگر ڍلي دل سان ۽ خرچ نه ڪندا آهن مگر ٻي دلي سان. [127] آهن

فَلَا تُعْجِبْكَ اَمْوَالُهُمْ وَلَآ اَوْلَادُهُمْ ۭ اِنَّمَا يُرِيْدُ اللّٰهُ لِيُعَذِّبَهُمْ

پوءِ توکي تعجب ۾ نه وجهي انهن جو مال ۽ نه انهن جو اولاد. الله ته اهو گهري ٿو ته

بِهَا فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا وَتَزْهَقَ اَنْفُسُهُمْ وَهُمْ

دنيا جي زندگي ۾ انهن شين سان انهن تي وبال وجهي ۽ ڪفر تي ئي انهن جو ساه

كٰفِرُوْنَ ﴿٥٥﴾ وَيَحْلِفُوْنَ بِاللّٰهِ اِنَّهُمْ لَمِنْكُمْ ۭ وَمَا هُمْ مِّنْكُمْ

نڪري وڃي. [128] ۽ الله جا قسم کڻن ٿا [129] ته اهي توهان مان آهن [130] حالانڪ اهي توهان منجهان نه آهن [131]

وَلٰكِنَّهُمْ قَوْمٌ يَّفْرَقُوْنَ ﴿٥٦﴾ لَوْ يَجِدُوْنَ مَلْجَاً اَوْ مَغٰرٰتٍ

پر اهي ماڻهو ڊڄن ٿا. [132] جيڪڏهن ڪا جاءِ پناه يا غار يا ڪا ٻي

اَوْ مُدَّخَلًا لَّوَلَّوْا اِلَيْهِ وَهُمْ يَجْمَحُوْنَ ﴿٥٧﴾ وَمِنْهُمْ مَّنْ

ساما ئجي وڃڻ جي جاءِ لهن ته رسيون ڇنائي اوڏانهن ڀڄي ويندا. [133] ۽ انهن مان ڪو اهو آهي

[122] يا ته فتح ۽ غنيمت ملندي، يا شهادت ۽ مغفرت؛ ڇو ته مسلمان جڏهن جهاد ۾ وڃي ٿو ته اهو جيڪڏهن غالب ٿئي ٿو ته فتح ۽ غنيمت ۽ وڏو اجر حاصل ڪري ٿو ۽ جيڪڏهن خدا جي واٽ ۾ ماريو وڃي ته اُن کي شهادت حاصل ٿئي ٿي جيڪا ان جي اعلىٰ مُراد آهي.

[123] ۽ توهان کي عاد ۽ ثمود وانگر هلاڪ ڪري. [124] توهان کي قتل ۽ قيد جي عذاب ۾ گرفتار ڪري. [125] ڏ توهان جو ڇا انجام ٿئي ٿو. [126] شانِ نزول:- هيءَ آيت جد بن قيس منافق جي جواب ۾ نازل ٿي، جنهن جهاد ۾ وڃڻ جي اجازت طلب ڪرڻ سان گڏهي چيو هو ته مان پنهنجي مال سان مدد ڪندس. اُن تي الله تبارڪ وتعالىٰ پنهنجي حبيب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن کي فرمايو ته تون خوشيءَ سان ڏين يا ناخوشيءَ سان، تنهنجو مال قبول نه ڪيو ويندو يعني رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن ان کي نه وٺندا، ڇو ته اهو ڏيڻ الله تعالىٰ خاطر نه آهي. [127] ڇو ته انهن کي الله تعالىٰ جي رضا مقصود نه آهي. [128] پوءِ اُهو مال انهن جي حق ۾ راحت جو سبب نه ٿيو، بلڪ وبال ٿيو. [129] منافق ان تي. [130] يعني توهان جي دين ۽ ملت تي آهن، مسلمان آهن. [131] توهان کي ڏوکو ڏين ٿا ۽ ڪوڙ ڳالهائن ٿا. [132] ته جيڪڏهن انهن جو نفاق ظاهر ٿي وڃي ته پوءِ مسلمان انهن سان اهوئي معاملو ڪندا، جيڪو مُشرڪن سان ڪن ٿا. ان ڪري اهي تقيه طور پنهنجي پاڻ کي مسلمان ظاهر ڪن ٿا. [133] ڇو ته انهن کي حضور پُرنور محبوب رحمت عالم صلى الله عليه وسلم جن ۽ مسلمانن سان انتها درجي جو بغض آهي.

يَلْمِزُكَ فِى الصَّدَقٰتِ ۚ فَاِنْ اُعْطُوْا مِنْهَا رَضُوْا وَاِنْ لَّمْ

جيڪو صدقي ورهائڻ ۾ توتي اعتراض ڪري ٿو وف١٣٤ پوءِ جيڪڏهن ان مان کين ملي ته راضي ٿي وڃن ۽ جي

يُعْطَوْا مِنْهَآ اِذَا هُمْ يَسْخَطُوْنَ ﴿۵۸﴾ وَلَوْ اَنَّهُمْ رَضُوْا مَآ اٰتٰىهُمُ اللّٰهُ

نه ملي ته پوءِ اهي ناراض آهن. ۽ ڪهڙو نه چڱو هجي ها جيڪڏهن اهي راضي ٿين ها ان تي جيڪي الله ۽ سندس

وَرَسُوْلُهٗ ۙ وَقَالُوْا حَسْبُنَا اللّٰهُ سَيُؤْتِيْنَا اللّٰهُ مِنْ فَضْلِهٖ

رسول انهن کي ڏنو ۽ چون ها اسان کي الله ڪافي آهي اجهو اسان کي ڏئي ٿو الله پنهنجي فضل سان

وَرَسُوْلُهٗٓ ۙ اِنَّآ اِلَى اللّٰهِ رٰغِبُوْنَ ﴿۵۹﴾ اِنَّمَا الصَّدَقٰتُ لِلْفُقَرَآءِ وَ

۽ الله جو رسول، اسان جي الله جي طرف ئي رغبت آهي وف١٣٦ زڪواة ته فقط انهن ماڻهن جي واسطي آهي وف١٣٧

الْمَسٰكِيْنِ وَالْعٰمِلِيْنَ عَلَيْهَا وَالْمُؤَلَّفَةِ قُلُوْبُهُمْ وَفِى الرِّقَابِ

جيڪي محتاج ۽ محض نادار آهن ۽ جيڪي ان کي حاصل ڪري آڻن ۽ جن جي دلين ۾ اسلام جي محبت پيدا ڪرڻ مقصد

وَالْغٰرِمِيْنَ وَفِىْ سَبِيْلِ اللّٰهِ وَابْنِ السَّبِيْلِ ؕ فَرِيْضَةً مِّنَ

هجي ۽ ٻانهن جي آزاد ڪرائڻ ۾ قرض دارن کي ۽ الله جي وات ۾ ۽ مسافرن کي هي مقرر آهي الله جي طرفان

اللّٰهِ ؕ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌ حَكِيْمٌ ﴿۶۰﴾ وَمِنْهُمُ الَّذِيْنَ يُؤْذُوْنَ النَّبِىَّ وَ

۽ الله علم ۽ حڪمت وارو آهي. ۽ انهن مان ڪي اهي آهن جو هن غيب جون خبرون ڏيندڙ (نبي) کي ستائن ٿا

يَقُوْلُوْنَ هُوَ اُذُنٌ ؕ قُلْ اُذُنُ خَيْرٍ لَّكُمْ يُؤْمِنُ بِاللّٰهِ وَيُؤْمِنُ

۽ چون ٿا، اهو ته ڪن آهي وف١٣٨ تون فرماءِ توهان جي ڀلائي جي واسطي ڪن آهن الله تي ايمان رکن ٿا ۽ مسلمانن جي ڳالهه

لِلْمُؤْمِنِيْنَ وَرَحْمَةٌ لِّلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مِنْكُمْ ؕ وَالَّذِيْنَ يُؤْذُوْنَ

تي يقين ڪندا آهن وف١٣٩ ۽ جيڪي توهان ۾ مسلمان آهن انهن جي واسطي رحمت آهن، ۽ جيڪي الله جي رسول کي

رَسُوْلَ اللّٰهِ لَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿۶۱﴾ يَحْلِفُوْنَ بِاللّٰهِ لَكُمْ

تڪليف ڏين ٿا انهن جي واسطي دردناڪ عذاب آهي. توهان جي سامهون الله جو قسم کڻن ٿا وف١٤٠

لِيُرْضُوْكُمْ ۚ وَاللّٰهُ وَرَسُوْلُهٗٓ اَحَقُّ اَنْ يُّرْضُوْهُ اِنْ كَانُوْا

جو توهان کي راضي ڪري وٺن وف١٤١ ۽ الله ۽ رسول جو حق وڌيڪ هو جو ان کي راضي ڪن ها جيڪڏهن ايمان

مُؤْمِنِيْنَ ﴿۶۲﴾ اَلَمْ يَعْلَمُوْٓا اَنَّهٗ مَنْ يُّحَادِدِ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ فَاَنَّ

وارا آهن. ڇا انهن کي ڄاڻ نه آهي ته جيڪو الله ۽ ان جي رسول جي خلاف هلندو ته ان جي واسطي



وف١٣٤ شانِ نزول:- هيءَ آيت ذوالخويصره تميمي جي حق ۾ نازل ٿي، اُن شخص جو نالو حرقوص بن زهير آهي ۽ اهو ئي خارجين جو اصل ۽ بنياد آهي. بخاري ۽ مسلم جي روايت ۾ آهي ته رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن غنيمت جو مال ورهائي رهيا هئا ته ذوالخويصره چيو ته يا رسول الله اعدل ڪريو. حضور محبوب پاڪ جن فرمايو تو لاءِ خرابي هجي، مان عدل نه ڪندس ته ٻيو ڪير ڪندو؟ حضرت عمر رضي الله تعالىٰ عنه عرض ڪيو ته محبوب مون کي اجازت ڏيڻ فرمايو ته مان ان منافق جو ڪنڌ اڏاريان. حضور محبوب پاڪ جن فرمايو ته ان کي ڇڏي ڏيو، انهيءَ جا ٻيا ساٿي به آهن جو توهان انهن جي نمازن جي اڳيان پنهنجن نمازن کي ۽ انهن جي روزن جي اڳيان پنهنجن روزن کي گهٽ ڏسندؤ. اهي قرآن پڙهندا ۽ انهن جي نڙيءَ کان هيٺ نه لهندو، اهي دين مان ايئن نڪري ويندا جيئن تير ڪمان مان. وف١٣٥ صدقات. وف١٣٦ جو اسان تي پنهنجو فضل ڪشادو ڪري ۽ اسان کي خلق جي مالن کان غني ۽ بي نياز ڪري ڇڏي. وف١٣٧ جڏهن منافقن صدقن جي ورهائڻ ۾ حضور محبوب خدا صلى الله عليه وسلم جن تي طعن ڪيو ته الله تعالىٰ هن آيت ۾ فرمائي ڇڏيو، ته صدقن جا حقدار صرف اهي ئي آهن، جن تي صدقا خرچ ڪيا ويندا، انهن کان سواءِ ٻيو ڪو به حقدار نه آهي، سي اٺن قسمن جا ماڻهو آهن، ۽ محبوب رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کي صدقي جي مالن سان ڪو به واسطو نه آهي. مٿن ۽ سندن اولاد تي صدقات حرام آهن، ته پوءِ طعني ڪرڻ وارن کي اعتراض جو ڪهڙو حق؟ هن آيت ۾ صدقي مان زڪوات مُراد آهي. مسئلو:- زڪواة جا حقدار اٺن قسمن جا ماڻهو قرار ڏنا ويا آهن، انهن مان مؤلفة القلوب، صحابه ڪرام جي اجماع سان ختم ٿي ويا، ڇو ته جڏهن الله تعالىٰ اسلام کي غلبو ڏنو ته پوءِ ان جي حاجت نه رهي. هي اجماع حضرت صديق اڪبر جي زماني ۾ منعقد ٿيو. مسئلو:- فقير اهو آهي، جنهن وٽ ادنىٰ شيءِ هجي ۽ جيستائين ان وٽ هڪ وقت لاءِ ڪجهه موجود هجي، ان کي سوال حلال نه آهي. مسڪين اهو آهي، جنهن وٽ ڪجهه نه هجي، اهو سوال ڪري سگهي ٿو. عاملين اهي ماڻهو آهن، جن کي امام، صدقي حاصل ڪرڻ تي مقرر ڪيو هجي، انهن کي امام ايترو ڏي، جيڪو ان ۽ انهن جي متعلقين جي لاءِ ڪافي هجي. مسئلو:- جيڪڏهن عامل شاهوڪار هجي ته پوءِ به ان کي وٺڻ جائز آهي. مسئلو:- سيد يا هاشمي عامل زڪواة مان نه وٺي. ڪنڌ آزاد ڪرائڻ، مان مُراد هي آهي ته جن غلامن کي سندن مالڪن مڪاتب ڪري ڇڏيو هجي ۽ مال جو هڪ مقدار مقرر ڪري ڇڏيو هجي ته ان جيترو اهي ادا ڪن ته پوءِ آزاد آهن، اهي به حقدار آهن جو انهن جي آزاد ڪرائڻ جي لاءِ زڪواة جو مال ڏنو وڃي. قرضدار، جيڪي ڪنهن گناهه کان سواءِ قرض ۾ مبتلا هجن ۽ ايترو مال نه رکندا هجن، جنهن سان قرض ادا ڪن، تن کي قرض ادا ڪرڻ ۾ زڪواة جي مال مان مدد ڏني وڃي. الله تعالىٰ جي وات ۾ خرچ ڪرڻ مان بي سامان مجاهدن ۽ نادار حاجين تي خرچ ڪرڻ مُراد آهي. ابن سبيل مان اهي مسافر مُراد آهن، جن وٽ مال نه هجي. مسئلو:- زڪواة ڏيڻ واري کي هيءَ به جائز آهي ته اهو انهن سڀني قسمن جي ماڻهن کي زڪواة ڏئي ۽ هي به جائز آهي ته انهن مان ڪنهن هڪ ئي قسم جي ماڻهوءَ کي ڏئي. مسئلو:- زڪواة انهن ماڻهن مان خاص ڪئي ويئي، انهن کان سواءِ ٻي ڪنهن تي خرچ نه ڪئي ويندي، نه مسجد جي تعمير ۾، نه مُردي جي ڪفن ۾، نه اُن جي قرض جي ادا ڪرڻ ۾. مسئلو:- زڪواة بني هاشم ۽ شاهوڪار ۽ انهن جي غلامن کي نه ڏني ويندي ۽ نه ئي پنهنجيءَ گهرواري، اولاد ۽ غلام کي. (تفسير احمدي ۽ مدارڪ). وف١٣٨ يعني محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن کي. شانِ نزول:- منافق پنهنجن جلسن ۾ حضور محبوب عالم صلى الله عليه وسلم جن جي شان ۾ بيڪار ڳالهيون بڪندا هئا. انهن مان ڪن چيو ته جيڪڏهن حضور جن کي خبر پئجي ويئي ته پوءِ اسان جي حق ۾ سٺو نه ٿيندو. جلاس بن سويد منافق چيو اسين جيڪي چاهيون، چئون. وقت اچڻ تي حضور جن جي اڳيان ڦري ويندا اسين ۽ قسم کڻندا اسون ته اهي ته ڪن آهن، انهن کي جيڪي چيو وڃي، ٻڌي ۽ مڃين ٿا. ان تي الله تعالىٰ هيءَ آيت نازل فرمائي ۽ هي فرمايائين ته جيڪڏهن اهي ٻڌڻ وارا به آهن ته پوءِ چڱائي ۽ صلاح جي ٻڌڻ ۽ مڃڻ وارا آهن، شرڪ ۽ فساد جا نه آهن. وف١٣٩ منافقن جي ڳالهه تي. وف١٤٠ منافق هن لاءِ. وف١٤١ شانِ نزول:- منافق پنهنجي مجلسن ۾ حضور محبوب رحمتِ عالم صلى الله عليه وسلم جن تي طعن ڪندا هئا ۽ مسلمانن وٽ اچي ان کان ڦري ويندا هئا ۽ قسم کڻي پنهنجي صفائي (آزادي) ثابت ڪندا هئا. ان تي هي آيت نازل ٿي ۽ فرمايو ويو ته مسلمانن کي راضي ڪرڻ لاءِ قسمن کڻڻ کان وڌيڪ ۽ اهم الله تعالىٰ ۽ ان جي رسول مقبول کي راضي ڪرڻ هو. جيڪڏهن ايمان رکندا هئا نه پوءِ اهڙيون حرڪتون ڇو ڪيائون، جيڪي الله پاڪ ۽ رسول مقبول محبوب سائين جن جي ناراضپي جو سبب بڻجن؟

لَهٗ نَارَ جَهَنَّمَ خَالِدًا فِيۡهَا ؕ ذٰلِكَ الۡخِزۡىُ الۡعَظِيۡمُ ﴿٦٣﴾ يَحۡذَرُ

جهنم جي باهه آهي، جو هميشه ان ۾ رهندو، اها ئي وڏي خواري آهي. منافق ڊڄن ٿا

الۡمُنٰفِقُوۡنَ اَنۡ تُنَزَّلَ عَلَيۡهِمۡ سُوۡرَةٌ تُنَبِّئُهُمۡ بِمَا فِىۡ

ته متان انهن ف١٤٢ تي ڪا اهڙي صورت لهي جيڪا انهن ف١٤٣ جي دلين ۾ لڪل ڳالهه ف١٤٤

قُلُوۡبِهِمۡ ؕ قُلِ اسۡتَهۡزِءُوۡا ۚ اِنَّ اللّٰهَ مُخۡرِجٌ مَّا تَحۡذَرُوۡنَ ﴿٦٤﴾

ظاهر ڪري، تون فرماءِ ته ٺٺوليون ڪريو بيشڪ الله ضرور ظاهر ڪندو جنهن جو توهان کي خوف آهي.

وَلَئِنۡ سَاَلۡتَهُمۡ لَيَقُوۡلُنَّ اِنَّمَا كُنَّا نَخُوۡضُ وَنَلۡعَبُ ؕ قُلۡ

۽ اي محبوب! جيڪڏهن تون انهن کان پڇين ته چوندا ته اسان ته ائين ئي کل ڀوڳ ۾ هئاسين ف١٤٥ تون فرماءِ

اَبِاللّٰهِ وَاٰيٰتِهٖ وَرَسُوۡلِهٖ كُنۡتُمۡ تَسۡتَهۡزِءُوۡنَ ﴿٦٥﴾ لَا تَعۡتَذِرُوۡا قَدۡ

ڇا! الله ۽ ان جي آيتن ۽ سندس رسول سان مسخري ٿا ڪريو. بهانا نه ٺاهيو توهان ڪافر ٿي چڪا

كَفَرۡتُمۡ بَعۡدَ اِيۡمَانِكُمۡ ؕ اِنۡ نَّعۡفُ عَنۡ طَآئِفَةٍ مِّنۡكُمۡ

مسلمان ٿيڻ کان پوءِ ف١٤٦ جيڪڏهن اسان توهان مان ڪنهن کي معاف ڪريون ف١٤٧ ته

نُعَذِّبۡ طَآئِفَةً ۢ بِاَنَّهُمۡ كَانُوۡا مُجۡرِمِيۡنَ ﴿٦٦﴾ اَلۡمُنٰفِقُوۡنَ

ڪجهه ٻين کي سزا ڏينداسين ان ڪري ته اهي مجرم هئا. ف١٤٨ منافق مرد ۽

وَالۡمُنٰفِقٰتُ بَعۡضُهُمۡ مِّنۡۢ بَعۡضٍ ۘ يَاۡمُرُوۡنَ بِالۡمُنۡكَرِ وَ

منافق عورتون هڪ ٻئي جي ٿيلهي جا ٽڪر آهن ف١٤٩ (جيڪي) برائي جو حڪم ڏين ف١٥٠ ۽

يَنۡهَوۡنَ عَنِ الۡمَعۡرُوۡفِ وَيَقۡبِضُوۡنَ اَيۡدِيَهُمۡ ؕ نَسُوا اللّٰهَ

چڱائي کان منع ڪن ف١٥١ ۽ پنهنجا هٿ بند رکن ف١٥٢ اهي ئي الله کي ڇڏي ويٺا ف١٥٣

فَنَسِيَهُمۡ ؕ اِنَّ الۡمُنٰفِقِيۡنَ هُمُ الۡفٰسِقُوۡنَ ﴿٦٧﴾ وَعَدَ اللّٰهُ الۡمُنٰفِقِيۡنَ

ته الله به انهن کي ڇڏي ڏنو ف١٥٤ بيشڪ منافق ئي پڪا نافرمان آهن. الله منافق مردن ۽ عورتن

وَالۡمُنٰفِقٰتِ وَالۡكُفَّارَ نَارَ جَهَنَّمَ خٰلِدِيۡنَ فِيۡهَا ؕ هِىَ حَسۡبُهُمۡ ۚ

سان ۽ ڪافرن سان جهنم جي باهه جو واعدو ڪيو آهي جنهن ۾ اهي هميشه رهندا، اها انهن کي ڪافي

وَلَعَنَهُمُ اللّٰهُ ۚ وَلَهُمۡ عَذَابٌ مُّقِيۡمٌ ﴿٦٨﴾ كَالَّذِيۡنَ مِنۡ قَبۡلِكُمۡ

آهي ۽ الله جي انهن تي لعنت آهي ۽ انهن جي واسطي قائم رهڻ وارو عذاب آهي. جيئن اوهان کان اڳيان

ع ٨ ١٤ — وقف لازم

ف١٤٢ مسلمانن.

ف١٤٣ منافقن.

ف١٤٤ دلين جي لڪيل شيءِ انهن جو نفاق آهي ۽ اهو بغض ۽ دشمني جيڪو اهي مسلمانن سان رکندا هئا ۽ اُن کي لڪائيندا هئا. حضور محبوب ڪريم رحمتِ عالم صلي الله عليه وسلم جن جي معجزن ڏسڻ ۽ سندن غيبي خبرن ٻڌڻ ۽ انهن کي واقعي جي مطابق لهڻ کان پوءِ منافقن کي انديشو ٿي ويو ته ڪٿي الله تعاليٰ ڪا اهڙي سورت نه فرمائي، جنهن سان انهن جا راز ظاهر ڪيا وڃن ۽ انهن جي خواري ٿئي. هن آيت ۾ ان جو بيان آهي.

ف١٤٥ شانِ نزول:- جنگ تبوڪ ۾ ويندي منافقن جي ٽن ٽولن مان ٻه حضور محبوب رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي متعلق مسخري طور چوندا هئا ته، سندن خيال آهي ته، روم تي غالب ٿيندا! سو ڪيترو ته ڏور انهون خيال آهي ۽ هڪ ٽولو ڳالهائيندو ته نه هو مگر انهن جون خبرون ٻڌي کلندو ضرور رهو. محبوب سائين جن انهن کي طلب فرمائي، ارشاد فرمايو ته توهان، هيئن، هيئن بڪي رهيا هئا. انهن چيو ته اسان رستي (منزل) طي ڪرڻ لاءِ کِل مذاق جون دل لڳيون ڳالهيون ڪري رهيا هئاسون. ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي ۽ انهن جو اهو عذر ۽ حيلو قبول نه ڪيو ويو. انهن لاءِ هي فرمايو ويو، جيڪو اڳتي ارشاد ٿئي ٿو.

ف١٤٦ مسئلو: هن آيت مان ثابت ٿيو ته رسول محبوب ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي شانِ اقدس گستاخي صريح ڪفر آهي، جيئن به هجي، ان ۾ عذر قبول نه آهي.

ف١٤٧ ان جي توبهه تائب ٿيڻ ۽ خلوص سان ايمان آڻڻ مان محمد بن اسحاق جو هي قول آهي ته ان مان اهو ئي شخص مراد آهي، جيڪو کلندو هو، مگر پنهنجي زبان سان ڪو گستاخي جو ڪلمو نه چيو هو. جڏهن هي آيت نازل ٿي ته اهو توبهه تائب ٿيو ۽ خلوص دل سان ايمان آندائين ۽ عاجزي سان دعا ڪيائين ته يارب! مون کي پنهنجي واٽ ۾ مقتول ڪر، اهڙو موت ڏي جو ڪو به هي نه چوي ته مان غسل ڏنو، مان ڪفن ڏنو، مان دفن ڪيو. اهڙي طرح ائين ئي ٿيو، جو اهو جنگِ يمامه ۾ شهيد ٿيو ۽ سندس پتو ئي نه پيو. سندس نالو يحيٰي بن حمير اشجعي هو، جنهن حضور محبوب سائين جن جي شان اقدس ۾ گهٽ وڌ ڳالهائڻ کان پنهنجي زبان ڪنٽرول ۾ رکي هئي، ان سبب ڪيس توبهه ڪرڻ جي توفيق ملي ۽ ايمان جي سعادت سان نوازجي ويو. ف١٤٨ ۽ پنهنجي گناهه تي قائم رهيا ۽ توبهه تائب نه ٿيا. ف١٤٩ اهي سڀ نفاق ۽ خبيث عملن ۾ برابر آهن. انهن جو حال هي آهي ته. ف١٥٠ يعني ڪفر ۽ معصيت ۽ محبوب رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي تڪذيب جو (خازن). ف١٥١ يعني ايمان، طاعت ۽ رسول جي تصديق کان. ف١٥٢ خدا جي واٽ ۾ خرچ ڪرڻ کان. ف١٥٣ ۽ انهن جي اطاعت ۽ رضا طلبي نه ڪئي. ف١٥٤ ۽ ثواب ۽ فضل کان محروم ڪري ڇڏيو.

كَانُوْٓا اَشَدَّ مِنْكُمْ قُوَّةً وَّاَكْثَرَ اَمْوَالًا وَّاَوْلَادًا ؕ فَاسْتَمْتَعُوْا

توهان کان طاقت ۾ وڌيڪ ۽ مال ۽ اولاد ۾ توهان کان گهڻا هئا پوءِ انهن پنهنجي ڀاڱي جو ف١٥٥

بِخَلَاقِهِمْ فَاسْتَمْتَعْتُمْ بِخَلَاقِكُمْ كَمَا اسْتَمْتَعَ الَّذِيْنَ

نفعو ورتو پوءِ توهان ٻه پنهنجي ڀاڱي جو نفعو ورتو جيئن توهان کان اڳين پنهنجي حصي جو

مِنْ قَبْلِكُمْ بِخَلَاقِهِمْ وَخُضْتُمْ كَالَّذِيْ خَاضُوْا ؕ اُولٰٓئِكَ

نفعو ورتو ۽ توهان بيهودگي ۾ پيو جيئن اهي بيهودگي ۾ پيا هئا ف١٥٦ انهن جا

حَبِطَتْ اَعْمَالُهُمْ فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ ۚ وَاُولٰٓئِكَ هُمُ

عمل چٽ ٿيا دنيا ۽ آخرت ۾ ۽ اهي ئي ماڻهو

الْخٰسِرُوْنَ ﴿٦٩﴾ اَلَمْ يَاْتِهِمْ نَبَاُ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ قَوْمِ نُوْحٍ

نقصان ۾ آهن. ف١٥٧ ڇا انهن وٽ ف١٥٨ پنهنجي اڳين جي خبر نه آئي ف١٥٩ نوح جي قوم ف١٦٠

وَّعَادٍ وَّثَمُوْدَ ۙ وَقَوْمِ اِبْرٰهِيْمَ وَاَصْحٰبِ مَدْيَنَ

۽ عاد ف١٦١ ۽ ثمود ف١٦٢ ۽ ابراهيم جي قوم ف١٦٣ جي ۽ مدين وارا ف١٦٤

وَالْمُؤْتَفِكٰتِ ؕ اَتَتْهُمْ رُسُلُهُمْ بِالْبَيِّنٰتِ ۚ فَمَا كَانَ اللّٰهُ

۽ اهي ڳوٺ جيڪي اونڌا ڪيا ويا ف١٦٥ انهن جا رسول وٽن روشن دليل کڻي آيا هئا ف١٦٦ پوءِ الله جو شان

لِيَظْلِمَهُمْ وَلٰكِنْ كَانُوْٓا اَنْفُسَهُمْ يَظْلِمُوْنَ ﴿٧٠﴾ وَالْمُؤْمِنُوْنَ

نه هو جو انهن تي ظلم ڪري ها ف١٦٧ بلڪ انهن پنهنجي پاڻ سان پاڻ ظلم ڪيو ٿي. ف١٦٨ ۽ مسلمان مرد

وَالْمُؤْمِنٰتُ بَعْضُهُمْ اَوْلِيَآءُ بَعْضٍ ۘ يَاْمُرُوْنَ بِالْمَعْرُوْفِ

۽ مسلمان عورتون هڪ ٻئي جا مددگار آهن ف١٦٩ ڀلائي جو حڪم ڏين ف١٧٠ ۽

وَيَنْهَوْنَ عَنِ الْمُنْكَرِ وَيُقِيْمُوْنَ الصَّلٰوةَ وَيُؤْتُوْنَ

برائي کان منع ڪن ۽ نماز قائم رکن ۽ زڪوٰة ادا

الزَّكٰوةَ وَيُطِيْعُوْنَ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ ؕ اُولٰٓئِكَ سَيَرْحَمُهُمُ اللّٰهُ ؕ

ڪن ۽ الله ۽ سندس رسول جو حڪم مڃن اهي ئي آهن جن تي عنقريب الله رحم ڪندو

اِنَّ اللّٰهَ عَزِيْزٌ حَكِيْمٌ ﴿٧١﴾ وَعَدَ اللّٰهُ الْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنٰتِ

بيشڪ الله غالب حڪمت وارو آهي. الله مسلمان مردن ۽ مسلمان عورتن سان

وقف لازم



ف١٥٥ دنياوي لذتن ۽ شهوتن جو. ف١٥٦ ۽ توهان باطل جي اتباع ۽ خدا ۽ رسول ۽ مومنن جي تڪذيب ۽ گذ ٺٺولي ڪرڻ ۾ انهن جي واٽ اختيار ڪئي. ف١٥٧ انهن ڪافرن وانگر اي منافقو! توهان نقصان ۾ آهيو ۽ توهان جا عمل باطل آهن. ف١٥٨ يعني منافقن کي. ف١٥٩ گذريل امتن جو حال معلوم نه ٿيو ته اسان انهن کي پنهنجي حڪم جي مخالفت ۽ پنهنجن رسولن جي نافرماني ڪرڻ تي ڪهڙي طرح هلاڪ ڪيو. ف١٦٠ جيڪا طوفان سان هلاڪ ڪئي وئي. ف١٦١ جيڪا هوا سان هلاڪ ڪئي وئي. ف١٦٢ جيڪا زلزلي سان هلاڪ ڪئي وئي. ف١٦٣ جيڪا نعمت جي کسڻ سان هلاڪ ڪئي وئي ۽ نمرود مڇر سان هلاڪ ڪيو ويو. ف١٦٤ يعني حضرت شعيب عليه السلام جي قوم جيڪا ڪڪر جي عذاب سان هلاڪ ڪئي وئي. ف١٦٥ ۽ برٻاد ڪيا ويا اهي قوم لوط جا ڳوٺ هئا. الله تعالى انهن ڇهن جو ذڪر فرمايو هن لاءِ ته شام ۽ عراق ۽ يمن ملڪن ۾ جيڪي عرب جي زمين جي بلڪل ويجها آهن: انهن ۾ هلاڪ ٿيل قومن جا نشان باقي آهن ۽ عرب ماڻهو انهن جاين تان گهڻو ڪري گذرندا رهندا آهن. ف١٦٦ انهن ماڻهن تصديق ڪرڻ جي بجاءِ پنهنجن رسولن جي تڪذيب ڪئي جيئن ته اي منافقو! ڪافرو!! توهان ڪري رهيا آهيو. ۽ جهڙو انهن وانگر عذاب ۾ مبتلا نه ڪيا ويو. ف١٦٧ جو نه اهو حڪيم آهي ته ڏوهه کان سواءِ سزا نه فرمائي. ف١٦٨ جو ڪفر ۽ نبين سڳورن جي تڪذيب ڪري، عذاب جا حقدار بڻيا. ف١٦٩ ۽ هڪ ٻئي سان ديني محبت ۽ پيار رکن ٿا ۽ هڪ ٻئي جا معين ۽ مددگار آهن.

ف١٧٠ يعني الله تعالىٰ ۽ محبوب رسول ڪريم تي ايمان آڻڻ ۽ شريعت جي اتباع ڪرڻ جو.

جَنّٰتٍ تَجْرِیْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِیْنَ فِیْهَا وَ مَسٰكِنَ
باغن جو واعدو ڪيو آهي جن جي هيٺان نهرون جاري آهن انهن ۾ هميشه رهندا ۽ پاڪ جاين
طَیِّبَةً فِیْ جَنّٰتِ عَدْنٍؕ وَ رِضْوَانٌ مِّنَ اللّٰهِ اَكْبَرُؕ
جو وا١٧١ رهائش جي باغن ۾ ۽ الله جي رضا سڀ کان وڏي آهي و١٧٢ اهائي آهي
ذٰلِكَ هُوَ الْفَوْزُ الْعَظِیْمُ۠ ﴿٧٢﴾ یٰۤاَیُّهَا النَّبِیُّ جَاهِدِ الْكُفَّارَ
وڏي ڪاميابي. اي نبي (غيب جون خبرون ڏيندڙ) جهاد فرماءِ ڪافرن ۽
وَ الْمُنٰفِقِیْنَ وَ اغْلُظْ عَلَیْهِمْؕ وَ مَاْوٰىهُمْ جَهَنَّمُؕ وَ بِئْسَ
منافقن جي خلاف و١٧٣ ۽ انهن تي سختي ڪر ۽ انهن جو ٺڪاڻو دوزخ آهي ۽ ڪهڙي نه بُري جاءِ
الْمَصِیْرُ ﴿٧٣﴾ یَحْلِفُوْنَ بِاللّٰهِ مَا قَالُوْاؕ وَ لَقَدْ قَالُوْا كَلِمَةَ
آهي موٽڻ جي. الله جو قسم کڻن ٿا ته انهن نه چيو و١٧٤ بيشڪ ضرور انهن ڪفر جي ڳالهه ٻڪي
الْكُفْرِ وَ كَفَرُوْا بَعْدَ اِسْلَامِهِمْ وَ هَمُّوْا بِمَا لَمْ یَنَالُوْاۚ
۽ اسلام ۾ اچي ڪافر ٿي ويا ۽ انهن اهو ڪجهه سوچيو هو جيڪو کين ملي نه سگهيو و١٧٥
وَ مَا نَقَمُوْۤا اِلَّاۤ اَنْ اَغْنٰىهُمُ اللّٰهُ وَ رَسُوْلُهٗ مِنْ فَضْلِهٖۚ
۽ انهن کي ڪهڙي تڪليف ٿي اها ئي نه ته الله ۽ سندس رسول انهن کي پنهنجي فضل سان غني ڪري ڇڏيو و١٧٦
فَاِنْ یَّتُوْبُوْا یَكُ خَیْرًا لَّهُمْۚ وَ اِنْ یَّتَوَلَّوْا یُعَذِّبْهُمُ اللّٰهُ
پوءِ جيڪڏهن اهي توبه ڪن ته انهن جو ڀلو آهي ۽ جيڪڏهن اهي مُنهن ڦيرين و١٧٧ ته الله انهن کي
عَذَابًا اَلِیْمًاۙ فِی الدُّنْیَا وَ الْاٰخِرَةِۚ وَ مَا لَهُمْ فِی الْاَرْضِ
سخت عذاب ڏيندو دنيا ۽ آخرت ۾ ۽ زمين ۾ نه ته ڪو انهن جو حمايتي هوندو
مِنْ وَّلِیٍّ وَّ لَا نَصِیْرٍ ﴿٧٤﴾ وَ مِنْهُمْ مَّنْ عٰهَدَ اللّٰهَ لَىٕنْ
۽ نه مددگار. و١٧٨ ۽ انهن مان ڪي اهي آهن جن الله سان عهد ڪيو هو ته جيڪڏهن اسان کي پنهنجي
اٰتٰىنَا مِنْ فَضْلِهٖ لَنَصَّدَّقَنَّ وَ لَنَكُوْنَنَّ مِنَ الصّٰلِحِیْنَ ﴿٧٥﴾
فضل سان ڏيندو ته اسان ضرور خيرات ڪنداسين ۽ اسان ضرور چڱا ماڻهو ٿينداسين. و١٧٩
فَلَمَّاۤ اٰتٰىهُمْ مِّنْ فَضْلِهٖ بَخِلُوْا بِهٖ وَ تَوَلَّوْا وَّ هُمْ
پوءِ جڏهن الله انهن کي پنهنجي فضل سان ڏنو ته ان ۾ بخيلي ڪرڻ لڳا ۽ منهن ڦيري پٺتي

و١٧١ حسن رضی الله تعالیٰ عنه کان روايت ٿيل آهي ته جنت ۾ موتي، سُرخ ياقوت ۽ زبرجد جا محل مؤمنن کي عطا ٿيندا.

و١٧٢ ۽ سڀني نعمتن کان اعليٰ ۽ عاشقانِ الاهي جي سڀ کان وڏي تمنا رَزَقَنَا اللّٰهُ تَعَالٰی پنهنجي حبيب صلی الله عليه وسلم جن جي مرتبي جي طفيل سان.

ع ٩ ٦ ١٥

و١٧٣ ڪافرن تي تلوار ۽ جنگ سان ۽ منافقن تي حُجت جي قائم ڪرڻ سان.

و١٧٤ شانِ نزول:- امام بغوي، ڪلبي کان نقل ڪيو ته هيءَ آيت جلاس بن سويد جي حق ۾ نازل ٿي. واقعو هي هو ته هڪ ڏينهن سيدعالم صلی الله عليه وسلم جن جنگ تبوڪ ۾ خطبو فرمايو، ان ۾ منافقن جو ذڪر ڪيائون ۽ انهن جي بدحالي ۽ بد انجام جو ذڪر فرمايائون. اهو ٻڌي جلاس چيو ته جيڪڏهن محمّد (صلی الله عليه وسلم) سچا آهن ته اسان ماڻهو گڏهن کان بدتر آهيون. جڏهن محبوب پاڪ جن مدينه منوره واپس تشريف آندائون تڏهن عامر بن قيس، محبوب سائين جن سان جلاس جو مقولو بيان ڪيو. جلاس انڪار ڪيو ۽ چيو ته يا رسول الله! عامر مون تي ڪوڙ مڙهيو. محبوب پاڪ ٻنهي کي حُڪم فرمايو ته منبر وٽ قسم کڻو. جلاس عصر کان پوءِ منبر وٽ بيهي الله جو قسم کنيو ته (اها ڳالهه ان نه ڪئي) عامر ان تي ڪوڙ هنيو. پوءِ عامر بيهي قسم کنيو ته بيشڪ اهو مقولو جلاس چيو ۽ مان ان تي ڪوڙ نه هنيو. وري عامر هٿ مٿي ڪري الله تعاليٰ جي حضور ۾ دعا گهري يارب! پنهنجي نبي تي سچي جي تصديق نازل فرماءِ. انهن ٻنهي جي جُدا ٿيڻ کان اڳ ئي حضرت جبرائيل هيءَ آيت کڻي نازل ٿيو. آيت ۾ فَاِنْ یَّتُوْبُوْا یَكُ خَیْرًا لَّهُمْ ٻڌي، جلاس اٿي بيٺو ۽ عرض ڪيائين، يا رسول الله! ٻُڌو الله تعاليٰ مون کي توبه جو موقعو ڏنو، عامر بن قيس جيڪي ڪجهه چيو، سو سچ چيو، مان اهو ڪلمو چيو هو ۽ هاڻي مان توبه ۽ استغفار ڪريان ٿو. حضور جن ان جي توبه قبول فرمائي ۽ اهو توبه تي ثابت رهيو.

و١٧٥ مجاهد چيو ته جلاس رازجي کلڻ جي انديشي کان عامر جي قتل جو ارادو ڪيو هو. ان جي نسبت الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته اهو پورو نه ٿيو.

و١٧٦ اهڙي حالت ۾ انهن تي شڪر واجب هو نه ناشڪري.

و١٧٧ توبه ۽ ايمان کان ۽ ڪفر ۽ نفاق تي ڄميا رهن.

و١٧٨ جو انهن کي الله تعاليٰ جي عذاب کان بچائي سگهي.

و١٧٩ شانِ نزول:- ثعلبه بن حاطب، محبوب سيدعالم صلی الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ درخواست ڪئي ته منهنجي لاءِ مالدار هجڻ جي دعا فرمايو. محبوب پاڪ فرمايو: اي ثعلبه! ٿورو مال جنهن جو تون شڪر ادا ڪرين، اُن کان بهتر آهي، جنهنجو تون شڪر ادا نه ڪري سگهين. وري بيهر ثعلبه ساڳي درخواست خدمت اقدس ۾ پيش ڪئي ۽ چيو ته انهيءَ جو قسم، جنهن توهان کي سچو نبي بڻائي موڪليو ته جيڪڏهن اهو مون کي مال ڏيندو ته مان هر حق واري جو حق ادا ڪندس. حضور محبوب سائين جن دُعا فرمائي: الله تعاليٰ اُن جي ٻڪرين ۾ برڪت فرمائي ۽ ايترو ته وڌيون، جو مدينه طيبه ۾ انهن جي گنجائش نه ٿي. پوءِ ثعلبه انهن کي جهنگ ۾ وٺي ويو ۽ جمع نماز ۽ جماعت جي حاضري کان به محروم ٿي ويو. حضور جن ان جو حال معلوم فرمايو، صحابه ڪرام عرض ڪيو ته ان جو مال تمام گهڻو ٿي ويو آهي ۽ هاڻي جهنگ ۾ به ان جي مال جي گنجائش نه رهي. حضور محبوب جن فرمايو ته ثعلبه تي افسوس. پوءِ جڏهن حضور محبوب اقدس صلی الله عليه وسلم جن زڪواة جي حاصل ڪرڻ وارا موڪليا ته ماڻهن اُنهن کي پنهنجا پنهنجا صدقا ڏنا. جڏهن ثعلبه کان وڃي انهن صدقو گهريو ته اُن چيو ته اهو ته ٽيڪس ٿي ويو، وڃو مان سوچي وٺان. جڏهن اهي ماڻهو حضور محبوب رسول ڪريم صلی الله تعاليٰ عليه وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ واپس آيا ته محبوب اقدس جن انهن جي ڪجهه عرض ڪرڻ کان اڳ ۾ ٻيهرا فرمايو ثعلبه تي افسوس! پوءِ هيءَ آيت نازل ٿي. پوءِ ثعلبه صدقو کڻي حاضر ٿيو ته محبوب سردار عالم صلی الله عليه وسلم جن فرمايو ته مون کي الله تعاليٰ ان جي قبول فرمائڻ جي ممانعت فرمائي ڇڏي آهي. اهو پنهنجي مٿي ۾ مٽي وجهي واپس ٿيو. وري ان صدقي کي خلافتِ صديقي ۾ حضرت ابوبڪر صديق رضی الله تعاليٰ عنه وٽ آندائين. ان به قبول نه فرمايو. وري خلافتِ فاروقي ۾ حضرت عمر فاروق رضی الله تعاليٰ عنه وٽ آندائين، ان به قبول نه فرمايو. آخر خلافتِ عثماني ۾ اهو شخص هلاڪ ٿي ويو. (مدارڪ).

مُعْرِضُوْنَ (٧٦) فَاَعْقَبَهُمْ نِفَاقًا فِیْ قُلُوْبِهِمْ اِلٰی یَوْمِ یَلْقَوْنَهٗ

ڦري ويا ١٠ ان جي پٺيان الله انهن جي دلين ۾ نفاق پيدا ڪري ڇڏيو ان ڏينهن تائين جو ان سان ملندا

بِمَاۤ اَخْلَفُوا اللّٰهَ مَا وَعَدُوْهُ وَبِمَا كَانُوْا یَكْذِبُوْنَ (٧٧) اَلَمْ

اُن سبب جو الله سان ڪوڙ واعدو ڪيائون ۽ ان سبب جو ڪوڙ ڳالهائيندا هئا. ف١٨٠ ڇا انهن کي خبر ناهي

یَعْلَمُوْۤا اَنَّ اللّٰهَ یَعْلَمُ سِرَّهُمْ وَنَجْوٰىهُمْ وَاَنَّ اللّٰهَ عَلَّامُ

ته الله انهن جي دل جي راز ۽ انهن جي سرگوشي کي ڄاڻي ٿو ۽ هيءَ ته الله سمورن غيبن جو گهڻو

الْغُیُوْبِ (٧٨) اَلَّذِیْنَ یَلْمِزُوْنَ الْمُطَّوِّعِیْنَ مِنَ الْمُؤْمِنِیْنَ

ڄاڻندڙ آهي. ف١٨١ ته جيڪي عيب لڳائن ٿا انهن مسلمانن تي جيڪي دل سان خيرات ڪن ٿا آهن

فِی الصَّدَقٰتِ وَالَّذِیْنَ لَا یَجِدُوْنَ اِلَّا جُهْدَهُمْ فَیَسْخَرُوْنَ

ف١٨٢ ۽ انهن تي جيڪي طاقت نه رکندا آهن (ڪنهن شيءِ جي) مگر پنهنجي محنت کان ف١٨٣ پوءِ اهي انهن تي کلن

مِنْهُمْ ؕ سَخِرَ اللّٰهُ مِنْهُمْ ؗ وَلَهُمْ عَذَابٌ اَلِیْمٌ (٧٩) اِسْتَغْفِرْ لَهُمْ

ٿا ف١٨٤ الله انهن کي سندن مسخري جي سزا ڏيندو ۽ انهن جي واسطي دردناڪ عذاب آهي. تون انهن جي واسطي

اَوْ لَا تَسْتَغْفِرْ لَهُمْ ؕ اِنْ تَسْتَغْفِرْ لَهُمْ سَبْعِیْنَ مَرَّةً فَلَنْ

معافي گهرين يا نه گهرين. جيڪڏهن تون ستر ڀيرا به انهن جي واسطي معافي گهرندين ته به الله هرگز

یَّغْفِرَ اللّٰهُ لَهُمْ ؕ ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ كَفَرُوْا بِاللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ ؕ وَاللّٰهُ لَا

انهن کي نه بخشيندو ف١٨٥ هيءَ ان ڪري جو اهي الله ۽ ان جي رسول جا منڪر ٿيا ۽ الله

یَهْدِی الْقَوْمَ الْفٰسِقِیْنَ (٨٠) فَرِحَ الْمُخَلَّفُوْنَ بِمَقْعَدِهِمْ

فاسقن کي هدايت نه ڏيندو آهي ف١٨٦ پٺتي رهجي ويندڙ ان تي خوش ٿيا جو اهي الله جي

خِلٰفَ رَسُوْلِ اللّٰهِ وَكَرِهُوْۤا اَنْ یُّجَاهِدُوْا بِاَمْوَالِهِمْ وَاَنْفُسِهِمْ

رسول جي پٺيان ويهي رهيا ف١٨٧ ۽ انهن ناپسند ڪيو جو پنهنجي مال ۽ جان سان الله

فِیْ سَبِیْلِ اللّٰهِ وَقَالُوْا لَا تَنْفِرُوْا فِی الْحَرِّ ؕ قُلْ نَارُ جَهَنَّمَ

جي راه ۾ لڙائي ڪن ۽ چيائون هن گرمي ۾ نه نڪرو. تون فرماءِ جهنم جي باھ سڀ

اَشَدُّ حَرًّا ؕ لَوْ كَانُوْا یَفْقَهُوْنَ (٨١) فَلْیَضْحَكُوْا قَلِیْلًا وَّلْیَبْكُوْا

کان سخت گرم آهي. جيڪر انهن کي سمجهه هجي ها ف١٨٨ پوءِ انهن کي گهرجي ته ٿورو کلن ۽ گهڻو ف١٨٩

ف١٨٠ امام فخرالدين رازي رحمة الله عليه فرمايو ته هن آيت مان ثابت ٿئي ٿو ته عهد شڪني ۽ وعده خلافي سان نفاق پيدا ٿئي ٿو. پوءِ مسلمان تي لازم آهي ته انهن ڳالهين کان پاسو ڪري ۽ عهد پوري ڪرڻ ۽ وعدي وفا ڪرڻ ۾ پوري ڪوشش ڪري. حديث شريف ۾ آهي ته منافق جون ٽي نشانيون آهن: جڏهن ڳالهه ڪري ته ڪوڙ ڳالهائي. جڏهن وعدو ڪري ته خلاف ڪري ۽ جڏهن اُن وٽ امانت رکي وڃي ته خيانت ڪري.

ف١٨١ ان تي ڪجهه به مخفي نه آهي. منافقن جي دلين جي ڳالهه به ڄاڻي ٿو ۽ جيڪو پاڻ ۾ اهي هڪبئي کي چون سو به.

ف١٨٢ شان نزول:- جڏهن صدقي جي آيت نازل ٿي ته ماڻهن صدقا آندا، انهن ۾ ڪن تمام گهڻو آندو ۽ ڪنهن هڪ ٽوپو (ساڍا اٺ سير) آندو، ته منافقن گهڻي آڻيندڙن کي چيو ته اهي رياڪار آهن ۽ ٿوري آڻڻ وارن لاءِ چيو ته ان جي الله تعالیٰ کي ڪهڙي پرواهه! ؟ ان تي هيءَ آيت نازل ٿي. حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنه فرمايو ته جڏهن محبوب رسول ڪريم صلی الله عليه وسلم جن ماڻهن کي صدقي جي رغبت ڏياري تڏهن حضرت عبدالرحمان بن عوف چار هزار درهم آندا ۽ خدمت اقدس ۾ پيش عرض گذاريو يا رسول الله! منهنجو ڪُل مال اٺ هزار درهم هو، چار هزار ته هي الله تعالیٰ جي راهه ۾ حاضر آهن ۽ چار هزار مان گهر وارن جي لاءِ روڪيا آهن. حضور محبوب سائين جن فرمايو، جيڪو تو ڏنو ۽ جيڪو تو روڪيو، الله تعالیٰ انهن ۾ برڪت فرمائي. محبوب مقبول رحمتِ عالم صلی الله عليه وسلم جن جي دعا جو هي اثر ٿيو جو ان جو مال ايترو ته وڌيو جو ان جي وفات بعد ان جي ٻن گهر وارين (جيڪي ان ڇڏيون) کي اُن مال مان اٺون حصو مليو جنهن جو مقدار هڪ لک سٺ هزار درهم هو.

ف١٨٣ ابو عقيل انصاري هڪ ٽوپو کارڪن جو کڻي اچي بارگاهِ رسالت ۾ عرض گذاريائين ته آئون اڄ رات پاڻي ڪاهڻ جي مزدوري ڪئي، اُن جي اُجرت ۾ ٻه ٽوپا کارڪن جا مليا، جنهن مان هڪ ٽوپو گهر وارن لاءِ ڇڏي آيو آهيان ۽ ٻيو ٽوپو خدا جي راهه ۾ حاضر آهي. ٻاجهاري محبوب پاڪ جن اهو صدقو قبول فرمايو ۽ ان جي عزت ڪيائون.

ف١٨٤ مُنافق ۽ صدقي جي گهٽتائي تي عار ڏيارن ٿا.

ف١٨٥ شان نزول:- مٿيون آيتون جڏهن نازل ٿيون تڏهن مسلمانن تي منافقن جو نفاق صاف ظاهر ٿي ويو. پوءِ منافق، حضور محبوب ڪريم صلی الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ حاضر ٿي سائڻ معذرت ڪرڻ لڳا ۽ چوڻ لڳا ته توهان اسان جي لاءِ مغفرت گهُرو. اُن تي هي آيت نازل ٿي ۽ فرمايو ويو ته الله تعالیٰ انهن (ٻچڙن) جي هرگز مغفرت نه فرمائيندو، توڙي توهان استغفار ۾ مبالغو ڪريو. ف١٨٦ جيڪي ايمان کان خارج ٿين، جيستائين اُهي ڪُفر تي رهن (مدارڪ). ف١٨٧ ۽ جنگِ تبوڪ ۾ نه ويا. ف١٨٨ پوءِ ٿوري دير گرمي برداشت ڪن ها ۽ هميشه جي باهه ۾ سڙڻ کان پنهنجو پاڻ کي بچائن ها. ف١٨٩ يعني دُنيا ۾ خوش ٿيڻ ۽ کلڻ، توڙي ڪيتري به ڊگهي مدت جي لاءِ هجي، مگر اهو آخرت جي روئڻ جي مقابلي ۾ ٿورو آهي، ڇو ته دُنيا فاني آهي ۽ آخرت هميشه باقي آهي.

ع ١٠ / ٨ / ١٦

كَثِيْرًا ۚ جَزَآءًۢ بِمَا كَانُوْا يَكْسِبُوْنَ ﴿٨٢﴾ فَاِنْ رَّجَعَكَ اللّٰهُ اِلٰى

روئڻ بدلو ان جو جيڪي ڪمر ڪندا هئا. ف١٩٠ پوءِ اي محبوب! ف١٩١ جيڪڏهن الله توهان کي انهن ف١٩٢ مان

طَآئِفَةٍ مِّنْهُمْ فَاسْتَاْذَنُوْكَ لِلْخُرُوْجِ فَقُلْ لَّنْ تَخْرُجُوْا

ڪنهن ٽولي جي طرف واپس وٺي وڃي ۽ اهي ف١٩٣ توهان کان جهاد ۾ نڪرڻ جي اجازت گهرن ته توهان فرمايو ته توهان ڪڏهن

مَعِيَ اَبَدًا وَّلَنْ تُقَاتِلُوْا مَعِيَ عَدُوًّا ؕ اِنَّكُمْ رَضِيْتُمْ بِالْقُعُوْدِ

به مون سان گڏ نه هلجو ۽ مون سان گڏ ڪنهن به دشمن سان هرگز نه لڙو، توهان پهريئن دفعي ويهي رهڻ کي

اَوَّلَ مَرَّةٍ فَاقْعُدُوْا مَعَ الْخٰلِفِيْنَ ﴿٨٣﴾ وَلَا تُصَلِّ عَلٰٓى

پسند ڪيو، پوءِ ويهي رهو پٺتي رهجي ويندڙن سان گڏ ف١٩٤ انهن مان ڪنهن جي به ميت

اَحَدٍ مِّنْهُمْ مَّاتَ اَبَدًا وَّلَا تَقُمْ عَلٰى قَبْرِهٖ ؕ اِنَّهُمْ كَفَرُوْا

تي نماز نه پڙهجاءِ ۽ نه ان جي قبر تي بيهجانءِ، بيشڪ اهي الله ۽ سندس

بِاللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ وَمَاتُوْا وَهُمْ فٰسِقُوْنَ ﴿٨٤﴾ وَلَا تُعْجِبْكَ اَمْوَالُهُمْ

رسول جا منڪر ٿيا ۽ نافرماني جي حالت ۾ مري ويا. ف١٩٥ ۽ توکي تعجب نه اچي انهن جي مال تي

وَاَوْلَادُهُمْ ؕ اِنَّمَا يُرِيْدُ اللّٰهُ اَنْ يُّعَذِّبَهُمْ بِهَا فِى الدُّنْيَا

۽ نه انهن جي اولاد تي الله ته اهو ٿو گهري ته ان سان دنيا ۾ انهن تي وبال وجهي

وَتَزْهَقَ اَنْفُسُهُمْ وَهُمْ كٰفِرُوْنَ ﴿٨٥﴾ وَاِذَآ اُنْزِلَتْ سُوْرَةٌ اَنْ

۽ ڪفر تي ئي سندن دم نڪري وڃي. ۽ جڏهن ڪا سورت نازل ٿئي ته

اٰمِنُوْا بِاللّٰهِ وَجَاهِدُوْا مَعَ رَسُوْلِهِ اسْتَاْذَنَكَ اُولُوا الطَّوْلِ

الله تي ايمان آڻيو ۽ سندس رسول سان گڏ جهاد ڪريو ته انهن مان طاقت وارا توهان کان اجازت

مِنْهُمْ وَقَالُوْا ذَرْنَا نَكُنْ مَّعَ الْقٰعِدِيْنَ ﴿٨٦﴾ رَضُوْا بِاَنْ يَّكُوْنُوْا

گهرڻ لڳندا آهن ۽ چوندا آهن ته اسان کي ڇڏي ڏيو ته ويهي رهندڙن سان گڏ رهون. اهي پٺتي رهجي ويندڙ

مَعَ الْخَوَالِفِ وَطُبِعَ عَلٰى قُلُوْبِهِمْ فَهُمْ لَا يَفْقَهُوْنَ ﴿٨٧﴾ لٰكِنِ

عورتن سان گڏ رهڻ تي راضي رهيا ۽ انهن جي دلين تي مهر هڻي ويئي ف١٩٦ پوءِ اهي ڪجهه نه ٿا سمجهن. ف١٩٧

الرَّسُوْلُ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مَعَهٗ جٰهَدُوْا بِاَمْوَالِهِمْ وَاَنْفُسِهِمْ ؕ

پر رسول ۽ جن سائن گڏ ايمان آندو تن پنهنجي مال ۽ جان سان جهاد ڪيو



ف١٩٠ يعني آخرت جو روئڻ، دنيا ۾ کلڻ ۽ خبيث عمل ڪرڻ جو بدلو آهي. حديث شريف ۾ آهي ته محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو جيڪڏهن توهان ڄاڻو ها جيڪو مان ڄاڻان ٿو ته توهان ٿورو کلو ۽ گهڻو روئو ها.

ف١٩١ جنگِ تبوڪ کان پوءِ.

ف١٩٢ پٺتي رهڻ وارن.

ف١٩٣ منافقن جو ٽولو، جيڪو تبوڪ ۾ وڃڻ کان نٽائي ويهي رهيو.

ف١٩٤ عورتن، ٻارن، بيمارن ۽ اپاهجن سان. مسئلو:- هن مان ثابت ٿيو ته جنهن شخص کان مڪر ۽ ڪوڙ ظاهر ٿئي، ان کان قطع تعلقات ڪري جدائي ڪرڻ گهرجي، صرف اسلام جو دعويدار هجڻ، اسلام لاءِ ڪافي نه آهي، تنهن ڪري اهڙن سان مصاحبت ۽ موافقت جائز نه آهي. انهيءَ ڪري الله تعالىٰ پنهنجي محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن سان گڏ جهاد ۾ منافقن جي وڃڻ کي روڪي ڇڏيو. اڄ ڪلهه جيڪي ماڻهو چون ٿا ته هر ڪلمي گو کي ملايو ۽ ان سان اتفاق ۽ اتحاد ڪريو، سو هن قرآني حڪم جي بلڪل خلاف آهي.

ف١٩٥ هن آيت ۾ حبيب صلى الله عليه وسلم جن کي منافقن جي جنازي نماز ۽ انهن جي دفن ۾ شرڪت ڪرڻ کان منع فرمايو ويو. مسئلو:- هن آيت مان ثابت ٿيو ته ڪافرن جي جنازي نماز ڪنهن حال ۾ جائز نه آهي ۽ ڪافر جي قبر تي دفن وقت ۽ زيارت جي خيال سان بيهڻ به ممنوع آهي ۽ هي جيڪو فرمايائين (۽ فسق ۾ ئي مري ويا) هتي فسق مان ڪفر مراد آهي. قرآن ڪريم ۾ ٻي جاءِ تي به فسق جي معنىٰ ڪفر آيل آهي جيئن ته آيت اَفَمَنْ كَانَ مُؤْمِنًا كَمَنْ كَانَ فَاسِقًا ۾. مسئلو:- فاسق جي جنازي نماز جائز آهي، ان تي صحابه ۽ تابعين جو اجماع آهي ۽ ان تي صالحن عالمن جو عمل ۽ اهو ئي اهل سنت والجماعت جو مذهب آهي. مسئلو:- هن آيت مان مسلمانن جي جنازي جو جواز به ثابت ٿئي ٿو ۽ ان جو فرض ڪفايه هجڻ حديث مشهور سان ثابت آهي. مسئلو:- جنهن شخص جي مؤمن يا ڪافر هجڻ ۾ شبهو هجي ان جي جنازي نماز نه پڙهي وڃي. مسئلو:- جڏهن ڪو ڪافر مري وڃي ۽ ان جو وارث مسلمان هجي ته اُن کي گهرجي ته ان کي مسنون طريقي سان غسل نه ڏئي، بلڪ پليدي زائل ڪرڻ وانگر اُن تي پاڻي وهائي ۽ مسنون ڪفن نه ڏيئي، بلڪ ايتري ڪپڙي ۾ ويڙهي، جنهن سان اُگهڙ لڪي وڃي ۽ نه سنت جي طريقي سان دفن ڪري نه ئي مسنون طريقي سان قبر ٺاهي، صرف کڏ کوٽي، پوري ڇڏي. شان نزول:- عبدالله بن اُبي بن سلول منافقن جو سردار هو. جڏهن اهو مُئو ته اُن جي پٽ، جيڪو مسلمان ۽ صالح مخلص صحابي ۽ ڪثير العبادات هو، ان هي خواهش ڪئي ته محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن سندس پيءُ عبدالله بن اُبي بن سلول کي ڪفن لاءِ پنهنجي قميص مبارڪ عنايت فرمائن ۽ اُن جي جنازي نماز پڙهائن. حضرت عمر فاروق رضى الله تعالىٰ عنه جي راءِ ان جي خلاف هئي، پر جڏهن ته ان وقت تائين ممانعت نه ٿي هئي ۽ حضور محبوب سائين جن کي معلوم هو ته اهو عمل هڪ هزار ماڻهن جي ايمان آڻڻ جو سبب ٿيندو، ان ڪري محبوب ڪريم جن پنهنجي قميص مبارڪ به عنايت فرمائي ۽ جنازي ۾ شرڪت به ڪئي. قميص ڏيڻ جو هڪ سبب هي به هو ته محبوب عالم صلى الله عليه وسلم جن جو چاچو حضرت عباس، جيڪو بدر ۾ قيد ٿي آيو هو ته ان کي عبدالله بن اُبي بن سلول پنهنجو ڪپڙو پهرايو هو. محبوب ڪريم کي ان جو بدلو ڏيڻ به منظور هو. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ ان کان پوءِ وري ڪڏهن به محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن ڪنهن منافق جي جنازي ۾ شرڪت نه فرمائي ۽ محبوب سائين جي اُها مصلحت به پوري ٿي. اهڙيءَ طرح جڏهن ڪافرن ڏٺو ته اهڙو سخت دشمن شخص به حضور سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي ڪپڙي مبارڪ مان برڪت حاصل ڪرڻ گهري ٿو ۽ ان جي عقيدي ۾ به پاڻ ڪريم الله تعالىٰ جا حبيب ۽ سچا رسول آهن. اهو سوچي، هزار ڪافر مسلمان ٿي ويا.

ف١٩٦ انهن جي ڪفر ۽ نفاق اختيار ڪرڻ جي سبب. ف١٩٧ ته جهاد ۾ ڪهڙي ڪاميابي ۽ نيڪ بختي آهي ۽ ويهي رهڻ ۾ ڪهڙي هلاڪت ۽ بدبختي آهي.

وَأُولَٰٓئِكَ لَهُمُ ٱلْخَيْرَٰتُ ۖ وَأُولَٰٓئِكَ هُمُ ٱلْمُفْلِحُونَ ﴿٨٨﴾ أَعَدَّ ٱللَّهُ

۽ انهن جي واسطي ڀلايون آهن ف١٩٨ ۽ اُهي ئي مراد (ڪاميابي) کي پهتا.

لَهُمْ جَنَّٰتٍ تَجْرِى مِن تَحْتِهَا ٱلْأَنْهَٰرُ خَٰلِدِينَ فِيهَا ۚ ذَٰلِكَ

الله انهن جي واسطي تيار ڪري رکيا آهن باغ جن جي هيٺان نهرون جاري آهن انهن ۾ هميشه

ٱلْفَوْزُ ٱلْعَظِيمُ ﴿٨٩﴾ وَجَآءَ ٱلْمُعَذِّرُونَ مِنَ ٱلْأَعْرَابِ لِيُؤْذَنَ

رهندا اها ئي وڏي ڪاميابي آهي. ۽ بهانا بڻائيندڙ بدوي آيا ف١٩٩ جيئن انهن کي

لَهُمْ وَقَعَدَ ٱلَّذِينَ كَذَبُوا ٱللَّهَ وَرَسُولَهُۥ ۚ سَيُصِيبُ ٱلَّذِينَ

اجازت ڏني وڃي ۽ اُهي ويٺا رهيا جن الله ۽ سندس رسول سان ڪوڙ ڳالهايو هو ف٢٠٠ عنقريب انهن

كَفَرُوا مِنْهُمْ عَذَابٌ أَلِيمٌ ﴿٩٠﴾ لَّيْسَ عَلَى ٱلضُّعَفَآءِ وَلَا عَلَى

مان ڪافرن کي دردناڪ عذاب پهچندو. ف٢٠١ ڪو حرج ڪونهي ضعيفن تي ف٢٠٢

ٱلْمَرْضَىٰ وَلَا عَلَى ٱلَّذِينَ لَا يَجِدُونَ مَا يُنفِقُونَ حَرَجٌ

نه بيمارن تي ف٢٠٣ ۽ نه انهن تي جن کي خرچ ڪرڻ جي طاقت نه هجي ف٢٠٤

إِذَا نَصَحُوا لِلَّهِ وَرَسُولِهِۦ ۚ مَا عَلَى ٱلْمُحْسِنِينَ مِن سَبِيلٍ ۚ

جڏهن جو الله ۽ سندس رسول جا خيرخواه رهن ف٢٠٥ نيڪن تي ڪا واٽ نه آهي

وَٱللَّهُ غَفُورٌ رَّحِيمٌ ﴿٩١﴾ وَلَا عَلَى ٱلَّذِينَ إِذَا مَآ أَتَوْكَ لِتَحْمِلَهُمْ

ف٢٠٦ ۽ الله بخشڻهار مهربان آهي. ۽ نه انهن تي جيڪي توهان جي حضور حاضر ٿيا ته توهان انهن کي سواري

قُلْتَ لَآ أَجِدُ مَآ أَحْمِلُكُمْ عَلَيْهِ تَوَلَّوا وَّأَعْيُنُهُمْ تَفِيضُ مِنَ

عنايت ڪريو ف٢٠٧ اوهان کان اهو جواب مليو ته مون وٽ اهڙي ڪا شيءِ نه آهي جنهن تي اوهان کي سوار ڪريان، ان تي اين

ٱلدَّمْعِ حَزَنًا أَلَّا يَجِدُوا مَا يُنفِقُونَ ﴿٩٢﴾ إِنَّمَا ٱلسَّبِيلُ عَلَى

واپس وڃن جو اکيون سندن ڳوڙها وهائي رهيون هجن خرچ جي طاقت نه رکڻ جي ڏک سبب. پڪڙ جي واٽ ته فقط

ٱلَّذِينَ يَسْتَـْٔذِنُونَكَ وَهُمْ أَغْنِيَآءُ ۚ رَضُوا بِأَن يَكُونُوا مَعَ

انهن سان آهي جيڪي دولت مند هجڻ جي باوجود تو کان اجازت گهرن ٿا ف٢٠٨ انهن کي اهو وڻيو ته

ٱلْخَوَالِفِ وَطَبَعَ ٱللَّهُ عَلَىٰ قُلُوبِهِمْ فَهُمْ لَا يَعْلَمُونَ ﴿٩٣﴾

اُهي عورتن ساڻ گڏ پٺتي ويهي رهن ۽ الله انهن جي قلبن تي مُهر هڻي ڇڏي آهي، سو اُهي ڪجهه نه ٿا ڄاڻن ف٢٠٩



ف١٩٨ ٻنهي جهانن جون.

ف١٩٩ حضور محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ جهاد کان رهجي وڃڻ جو عذر رکڻ. ضحاڪ جو قول آهي ته اها عامر بن طفيل جي جماعت هئي. انهن محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن کي عرض ڪيو ته يا نبي الله! جيڪڏهن اسان توهان سان گڏ جهاد ۾ هلون ٿا ته قبيلي طي جا عرب اسان جي گهر وارين، ٻارن ۽ جانورن کي لٽيندا. حضور محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو ته مون کي الله تعالىٰ توهان جي حال کان واقف ڪيو آهي ۽ اهو مون کي توهان کان بي نياز فرمائيندو عمرو بن علاء چيو ته انهن ماڻهن ڪوڙو عذر نه پيش ڪيو هو.

ع ١١ / ٩ / ١٧

ف٢٠٠ هي ٻئي ٽولي جو حال آهي، جيڪي سواءِ ڪنهن عذر جي ويهي رهيا، اهي منافق هئا. انهن ايمان جي ڪوڙي دعوىٰ ڪئي هئي.

ف٢٠١ دنيا ۾ قتل ٿيڻ جو ۽ آخرت ۾ جهنم جو.

ف٢٠٢ ڪوڙن جي ذڪر فرمائڻ کان پوءِ سچي عذر وارن جي متعلق فرمايو اٿس ته انهن جي مٿان جهاد جي فرضيت ساقط (ڪريل) آهي. اهي ڪهڙا آهن؟ تن جا طبقا بيان فرمايا اٿس: پهريون طبقو ضعيف، جيئن پوڙها، ٻار، عورتون ۽ اُهو شخص به انهن ۾ داخل آهي، جيڪو پيدائش کان ئي ڪمزور، ضعيف ۽ ڏٻرو ۽ ناڪاره هجي.

ف٢٠٣ هي ٻيو طبقو آهي، جنهن ۾ انڌا، لنگڙا ۽ اپاهج به شامل آهن.

ف٢٠٤ ۽ جهاد جو سامان نه ڪري سگهن. اهي ماڻهو رهجي وڃن ته پوءِ انهن تي ڪو گناهه نه آهي.

ف٢٠٥ انهن جي اطاعت ڪن ۽ مجاهدن جي گهر وارن جي خبرگيري ۽ سنڀال ڪن.

ف٢٠٦ گرفت ۽ پڪڙ جي.

ف٢٠٧ شان نزول:- حضور محبوب صلى الله عليه وسلم جن جي صحابه ڪرام رضى الله تعالىٰ عنهم مان چند صحابه ڪرام جهاد ۾ وڃڻ جي واسطي حاضر ٿيا، انهن حضور محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ سواري جي درخواست پيش ڪئي. حضور ڪريم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو ته مون وٽ ڪجهه نه آهي جنهن تي مان توهان کي سوار ڪريان ته اُهي روئندي واپس ٿيا، تن جي حق ۾ هي آيت ڪريمه نازل ٿي.

ف٢٠٨ جهاد ۾ وڃڻ جي طاقت ۽ قدرت رکن ٿا. ان جي باوجود.

ف٢٠٩ ته جهاد ۾ ڪهڙو نفعو ۽ ثواب آهي.

يَعۡتَذِرُوۡنَ اِلَيۡكُمۡ اِذَا رَجَعۡتُمۡ اِلَيۡهِمۡ ؕ قُلۡ لَّا تَعۡتَذِرُوۡا

توهان وٽ بهانا ناهي پيش ڪندا جڏهن توهان انهن وٽ موٽي ويندؤ، توهان فرمايو ته بهانا نه ناهيو

لَنۡ نُّؤۡمِنَ لَكُمۡ قَدۡ نَبَّاَنَا اللّٰهُ مِنۡ اَخۡبَارِكُمۡ ؕ وَسَيَرَى اللّٰهُ

اسان توهان جي ڳالهه تي هرگز يقين نه ڪنداسين. الله اسان کي توهان جون خبرون ٻڌائي ڇڏيون آهن ۽ اجهو الله ۽ سندس

عَمَلَكُمۡ وَرَسُوۡلُهٗ ثُمَّ تُرَدُّوۡنَ اِلٰى عٰلِمِ الۡغَيۡبِ وَالشَّهَادَةِ

رسول توهان جا ڪم ڏسندا [٢١١] پوءِ توهان کي ان جي طرف موٽايو ويندو جيڪو ظاهر ۽ لڪ سڀ کي ڄاڻي ٿو

فَيُنَبِّئُكُمۡ بِمَا كُنۡتُمۡ تَعۡمَلُوۡنَ ﴿٩٤﴾ سَيَحۡلِفُوۡنَ بِاللّٰهِ لَكُمۡ اِذَا

اهو توهان کي ٻڌائيندو جيڪي توهان ڪندا هئا. هاڻي توهان جي اڳيان الله جو قسم کڻندا [٢١٢] جڏهن توهان انهن وٽ موٽي

انۡقَلَبۡتُمۡ اِلَيۡهِمۡ لِتُعۡرِضُوۡا عَنۡهُمۡ ؕ فَاَعۡرِضُوۡا عَنۡهُمۡ ؕ اِنَّهُمۡ

ويندؤ هن لاءِ ته توهان انهن جي خيال ۾ نه پئو [٢١٣] هائو توهان انهن جو خيال ڇڏي ئي ڏيو [٢١٤] اهي ته پليت

رِجۡسٌ وَّمَاۡوٰٮهُمۡ جَهَنَّمُ ۚ جَزَآءًۢ بِمَا كَانُوۡا يَكۡسِبُوۡنَ ﴿٩٥﴾

آهن [٢١٥] ۽ انهن جو ٺڪاڻو جهنم آهي سندن ڪرتوتن جو بدلو. [٢١٦] توهان جي اڳيان

يَحۡلِفُوۡنَ لَكُمۡ لِتَرۡضَوۡا عَنۡهُمۡ ۚ فَاِنۡ تَرۡضَوۡا عَنۡهُمۡ فَاِنَّ اللّٰهَ

قسم کڻندا آهن ته توهان انهن کان راضي ٿي وڃو پوءِ جي توهان انهن کان راضي ٿي به وڃو [٢١٧] پوءِ بيشڪ الله ته فاسق

لَا يَرۡضٰى عَنِ الۡقَوۡمِ الۡفٰسِقِيۡنَ ﴿٩٦﴾ اَلۡاَعۡرَابُ اَشَدُّ كُفۡرًا وَّ

ماڻهن کان راضي نه ٿيندو. [٢١٨] بدوي (جهنگلي ماڻهو) [٢١٩] ڪفر ۽ منافقي ۾ وڌيڪ سخت آهن [٢٢٠] ۽ هن جي

نِفَاقًا وَّاَجۡدَرُ اَلَّا يَعۡلَمُوۡا حُدُوۡدَ مَاۤ اَنۡزَلَ اللّٰهُ عَلٰى رَسُوۡلِهٖ ؕ وَ

قابل آهن جو جاهل رهن انهن احڪامن کان جيڪي الله پنهنجي رسول تي لاٿا ۽ الله علم ۽ حڪمت

اللّٰهُ عَلِيۡمٌ حَكِيۡمٌ ﴿٩٧﴾ وَمِنَ الۡاَعۡرَابِ مَنۡ يَّتَّخِذُ مَا يُنۡفِقُ مَغۡرَمًا

وارو آهي. ۽ ڪي بدوي اهي آهن جو الله جي راهه ۾ خرچ ڪرڻ کي ڇٽي سمجهندا آهن [٢٢١] ۽ توهان جي

وَّيَتَرَبَّصُ بِكُمُ الدَّوَآئِرَ ؕ عَلَيۡهِمۡ دَآئِرَةُ السَّوۡءِ ؕ وَاللّٰهُ سَمِيۡعٌ

مٿان زماني جي گردش اچڻ جي انتظار ۾ رهندا آهن [٢٢٢] انهن تي ئي بري گردش آهي [٢٢٣] ۽ الله ٻڌي ڄاڻي ٿو.

عَلِيۡمٌ ﴿٩٨﴾ وَمِنَ الۡاَعۡرَابِ مَنۡ يُّؤۡمِنُ بِاللّٰهِ وَالۡيَوۡمِ الۡاٰخِرِ وَ

۽ ڪجهه ٻهراڙي وارا اهي آهن جيڪي الله ۽ قيامت تي ايمان رکن ٿا [٢٢٤] ۽ جيڪي خرچ ڪن ان کي



[٢١٠] ڙا عذر پيش ڪندا ۽ جهاد کان رهجي ويندڙ منافق اوهان جي جهاد جي سفر کان واپس ورڻ وقت.

[٢١١] جو توهان منافقي کان توبهه ڪريو ٿا يا اُن تي قائم رهو ٿا. بعض مفسرن چيو ته انهن وعدو ڪيو هو ته آئنده اُهي مؤمنن جي مدد ڪندا ڀي سگهي ٿو ته انهيءَ اعتبار کان فرمايو ويو هجي ته الله ۽ رسول توهان جا ڪم ڏسندا ته واقعي توهان پنهنجي انهيءَ عهد کي به پاڙيو ٿا يا نه؟

[٢١٢] پنهنجي انهيءَ سفر کان مديني طيبه موٽي اچڻ وقت.

[٢١٣] ۽ مٿن ملامت وغيره نه ڪريو.

[٢١٤] ۽ انهن کان پاسو ڪريو. ڪن مفسرن فرمايو ته انهن سان اٿڻ ويهڻ ۽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ ڇڏي ڏيو. چنانچه جڏهن محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم مديني شريف پهتا ته پاڻ سونهارن مسلمانن کي حڪم فرمايو ته منافقن سان نه ڳالهايو نه وري ساڻن اٿو ويهو، ڇو ته سندن اندر پليت ۽ عمل بڇڙا آهن، تڏهن پڻ ۽ ملامت سان سندن اصلاح ڪا نه ٿيندي، هن لاءِ ته.

[٢١٥] ۽ انهيءَ پليتي جي پاڪ ٿيڻ جو ڪو طريقو ئي ڪونهي.

[٢١٦] دُنيا پليت عمل. شان نزول:- حضرت ابن عباس رضي الله تعالى عنهما فرمايو ته هي آيت جد بن قيس، معتب بن قشير ۽ سندن ساٿين جي باري ۾ لٿي. اهي اسي منافق هئا. حضور محبوب نبي اڪرم صلى الله عليه وسلم جن، ساڻن ڳالهائڻ ۽ اٿڻ ويهڻ کان منع فرمائي. مقاتل فرمايو ته هيءَ آيت عبدالله بن ابي بن سلول جي باري ۾ لٿي، جنهن محبوب نبي اڪرم صلى الله عليه وسلم جن جي آڏو قسم کنيو هو ته هاڻي هو ڪڏهن به جهاد ۾ هلڻ لاءِ سُستي نه ڪندو، ۽ حضور محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن کي راضي ٿيڻ جي درخواست پيش ڪئي ته ڪا نُن حضور جن راضي ٿي وڃن. انهيءَ تي اها آيت ۽ انهيءَ کان بعد واري آيت نازل ٿي.

[٢١٧] ۽ انهن جا عذر قبول به ڪريو ته به انهن کي ڪو فائدو نه ٿيندو، ڇو ته توهان سندن قسم ۽ ساک تي اعتبار به ڪيٽي ڪريو.

[٢١٨] هن ڪري ته الله تعالى سندن دل جي ڪفر ۽ نفاق کي ڄاڻي ٿو.

[٢١٩] جهنگ جا رهندڙ.

[٢٢٠] ڇو ته اهي علمي مجلس ۽ عالمن جي صحبت کان پري رهندا آهن.

[٢٢١] ڇو ته اهي جو ڪجهه خرچ ڪندا آهن، رضاءِ الاهي ۽ ثواب جي واسطي نه پر نمائش ۽ مسلمانن جي خوف کان خرچ ڪندا آهن.

[٢٢٢] ۽ پيا نهاريندا آهن ته ڪڏهن مسلمانن جي طاقت ختم ٿي ٿئي- ڪين خبر ڪا نهي ته الله پاڪ کي ڇا منظور آهي [٢٢٣] ۽ اهي ئي تڪليف مصيبت ۽ بدحالي ۾ گرفتار ٿيندا. شان نزول:- هيءَ آيت اسد، غطفان ۽ تميم قبيلي جي بدوين بابت نازل ٿي. وري انهن مان الله تعالى جن کي جدا ڪيو، تن جو بيان اڳين آيت ۾ آهي (خازن). [٢٢٤] مجاهد چيو ته اهي ماڻهو مزنيه قبيلي جي شاخ بني مقرن جا آهن. ڪلبي چيو ته اهي اسلم، غفار ۽ جهينه قبيلي وارا آهن. بخاري ۽ مسلم جي حديث ۾ آهي ته محبوب رسول اڪرم نور مجسم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو ته قريش، انصار، جهينه، مزنيه، اسلم ۽ شجاع آزاد ڪيل غلام آهن. الله ۽ رسول کان سواءِ سندن ڪو به آقا ۽ مولى ڪونهي.

يَتَّخِذُ مَا يُنْفِقُ قُرُبٰتٍ عِنْدَ اللّٰهِ وَصَلَوٰتِ الرَّسُوْلِ ۭ اَلَآ اِنَّهَا

الله جي ويجهڙائي ۽ رسول کان دعائون وٺڻ جو ذريعو سمجهندا آهن ف٢٢٥ هائو اهو انهن جي واسطي قربت جو سبب آهي،

قُرْبَةٌ لَّهُمْ ۭ سَيُدْخِلُهُمُ اللّٰهُ فِيْ رَحْمَتِهٖ ۭ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿٩٩﴾ وَ

الله جلد انهن کي پنهنجي رحمت ۾ داخل ڪندو، بيشڪ الله بخشيندڙ مهربان آهي. ۽ سڀ کان اڳ ۾

السّٰبِقُوْنَ الْاَوَّلُوْنَ مِنَ الْمُهٰجِرِيْنَ وَالْاَنْصَارِ وَالَّذِيْنَ

پهريان مهاجر ف٢٢٦ ۽ انصار ف٢٢٧ ۽ جن ڀلائي سان انهن جي پيروي ڪئي ف٢٢٨

اتَّبَعُوْهُمْ بِاِحْسَانٍ ۙ رَّضِيَ اللّٰهُ عَنْهُمْ وَرَضُوْا عَنْهُ وَاَعَدَّ لَهُمْ

الله انهن کان راضي ٿيو ف٢٢٩ ۽ اهي الله کان راضي ٿيا ف٢٣٠ ۽ انهن جي واسطي تيار ڪري رکيا اٿس باغ، جن جي هيٺان

جَنّٰتٍ تَجْرِيْ تَحْتَهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَآ اَبَدًا ۭ ذٰلِكَ الْفَوْزُ الْعَظِيْمُ ﴿١٠٠﴾

نهرون وهن ٿيون هميشه هميشه انهن ۾ رهندا، اهائي وڏي ڪاميابي آهي

وَمِمَّنْ حَوْلَكُمْ مِّنَ الْاَعْرَابِ مُنٰفِقُوْنَ ۭۛ وَمِنْ اَهْلِ الْمَدِيْنَةِ ڀ

۽ توهان جي آس پاس ف٢٣١ جا ڪجهه بدوي منافق آهن ۽ ڪي مديني وارا

مَرَدُوْا عَلَي النِّفَاقِ ۣ لَا تَعْلَمُهُمْ ۭ نَحْنُ نَعْلَمُهُمْ ۭ سَنُعَذِّبُهُمْ

نفاق انهن جي عادت ٿي ويئي آهي تون انهن کي نٿو ڄاڻين، اسان انهن کي سڃاڻون ٿا ف٢٣٢ جلد اسان انهن کي ٻيو

مَّرَّتَيْنِ ثُمَّ يُرَدُّوْنَ اِلٰى عَذَابٍ عَظِيْمٍ ﴿١٠١﴾ۚ وَاٰخَرُوْنَ اعْتَرَفُوْا

ڀيرو ف٢٣٣ سزا ڏينداسين پوءِ وڏي عذاب جي طرف موٽايا ويندا ف٢٣٤. ۽ ڪجهه ٻيا آهن جن پنهنجن

بِذُنُوْبِهِمْ خَلَطُوْا عَمَلًا صَالِحًا وَّاٰخَرَ سَيِّئًا ۭ عَسَى اللّٰهُ اَنْ

گناهن جو اقرار ڪيو ف٢٣٥ ۽ گڏ وچڙ عمل ڪيائون هڪڙا چڱا ف٢٣٦ ۽ ٻيا بُرا ف٢٣٧ قريب آهي جو الله انهن

يَّتُوْبَ عَلَيْهِمْ ۭ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿١٠٢﴾ خُذْ مِنْ اَمْوَالِهِمْ صَدَقَةً

جي توبهه قبول ڪري، بيشڪ الله بخشيندڙ مهربان آهي. اي محبوب انهن جي مال مان زڪوٰة حاصل ڪريو

تُطَهِّرُهُمْ وَتُزَكِّيْهِمْ بِهَا وَصَلِّ عَلَيْهِمْ ۭ اِنَّ صَلٰوتَكَ سَكَنٌ

جنهن سان توهان انهن کي پاڪ صاف ڪيو ۽ انهن جي حق ۾ دعا خير ڪريو ف٢٣٨ بيشڪ توهان جي دعا انهن جي قلبن

لَّهُمْ ۭ وَاللّٰهُ سَمِيْعٌ عَلِيْمٌ ﴿١٠٣﴾ اَلَمْ يَعْلَمُوْٓا اَنَّ اللّٰهَ هُوَ يَقْبَلُ التَّوْبَةَ

جو سڪون آهي ۽ الله ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي. ڇا انهن کي خبر نه آهي ته الله ئي پنهنجن ٻانهن جي توبهه قبول ڪندڙ آهي

ف٢٢٥ ته جڏهن حضور محبوب رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي حضور ۾ صدقو آڻين تڏهن حضور محبوب سائين انهن جي لاءِ خير ۽ برڪت ۽ مغفرت جي دعا فرمائن ۽ اهوئي رسول محبوب ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جو طريقو هو. مسئلو:- اهوئي فاتحه جو اصل آهي ته صدقي سان گڏ مغفرت جي دعا ڪئي ويجي ٿي، انهي ڪري فاتحه کي بدعت ۽ ناجائز ٻڌائڻ قرآن ۽ حديث جي خلاف آهي.

ع ١٠ / ١٢

ف٢٢٦ اهي سڀئي، جن ٻنهي قبلن جي طرف نمازون پڙهيون يا بدر وارا يا بيعت رضوان وارا.

ف٢٢٧ بيعت عقبيٰ اوليٰ وارا صحابي، جيڪي ڇهه سڀئي هئا ۽ بيعت عقبه ثانيه وارا ٻارهن صحابه هئا، بيعت عقبه ثالثه وارا ستر صحابي سڀئي هئا. اهي سڀئي سابقين انصار سڏجن ٿا. (خازن).

ف٢٢٨ چيو ويو آهي ته انهن مان باقي مهاجر ۽ انصار مراد آهن. پوءِ هائي سمورا صحابي انهي ۾ اچي ويا ۽ هڪ قول هي آهي ته پيروي ڪندڙن مان قيامت تائين ٿيندا هي ايماندار مراد آهن، جيڪي ايمان ۽ اطاعت ۽ نيڪي ۾ انصار ۽ مهاجرن جي وات تي هلن.

مع ٥ / ٤

ف٢٢٩ ان کي انهن جا نيڪ عمل قبول. ف٢٣٠ ان جي ثواب ۽ عطا سان خوش. ف٢٣١ يعني مدينه طيبه جي ارد گرد.

ف٢٣٢ انهي جي معنيٰ يا هي آهي ته اهڙو وڃاڻ، جنهن جو اثر انهن کي معلوم هجي اهو اسان جو ڄاڻڻ آهي ته اسان انهن کي عذاب ڪنداسين يا حضور محبوب سائين جن کان منافقن جي حال ڄاڻڻ جي نفي ماسبق جي اعتبار سان آهي ۽ ان جو علم بعد ۾ عطا ٿيو، جيئن ته ٻئي آيت ۾ فرمايو اٿس: وَلَتَعْرِفَنَّهُمْ فِيْ لَحْنِ الْقَوْلِ (جمل). ڪلبي ۽ سدي چيو ته نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جمعي جي ڏينهن خطبي جي لاءِ قيام ڪري هرهڪ جي نالي سان فرمايو ته، نڪراي فلاڻا! تون منافق آهين. نڪر اڙي فلاڻا! تون منافق آهين!! مسجد شريف مان چند ماڻهن کي خوار ڪري ڪڍرايائون. ان مان معلوم ٿيو ته محبوب سائين کي ان کان پوءِ منافقن جي حال جو علم به عطا فرمايو ويو. ف٢٣٣ هڪ ڀيرو ته دنيا ۾ خواري ۽ قتل سان گڏ ۽ ٻيو ڀيرو قبر ۾. ف٢٣٤ يعني دوزخ جي عذاب جي طرف، جنهن ۾ سدائين گرفتار رهندا. ف٢٣٥ ۽ انهن ٻين وانگر ڪوڙا عذر نه ڪيا ۽ پنهنجي فعل تي پشيمان ٿيا. شان نزول:- جمهور مفسرن جو قول آهي ته هي آيت مدينه طيبه جي مسلمانن جي هڪ جماعت جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪي جنگ تبوڪ ۾ حاضر نه ٿيا هئا. ان کان پوءِ پشيمان ٿيا ۽ توبهه ڪيائون ۽ چيائون ته افسوس! اسان گمراهن ٿيڻ وارن سان گڏ يا عورتن سان گڏ رهجي وياسين ۽ حضور محبوب صلى الله عليه وسلم جن ۽ سندن صحابه ڪرام جهاد ۾ آهن. جڏهن محبوب سائين پنهنجي سفر کان واپس ٿيا ۽ مديني جي ويجهو پهتا، تڏهن انهن ماڻهن قسم کنيو ته اسان پاڻ کي مسجد جي ٿنڀن سان ٻڌنداسون ۽ هرگز نه کوليندا سون، جيستائين حضور محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن پاڻ نه کولين. اهي قسم کڻي مسجد جي ٿنڀن سان ٻڌجي ويا. جڏهن حضور محبوب پاڪ تشريف فرما ٿيا، تڏهن انهن کي ڏسي فرمايائون ته اهي ڪير آهن؟ عرض ڪيو ويو ته هي اهي آهن جيڪي جهاد ۾ حاضر ٿيڻ کان رهجي ويا هئا. انهن الله تعاليٰ سان عهد ڪيو آهي ته اهي پاڻ کي نه کوليندا، جيستائين حضور جن کائن راضي ٿي کين پاڻ نه کولين. محبوب ڪريم جن فرمايو ۽ مان الله جو قسم کڻان ٿو ته مان انهن کي نه کوليندس، نه انهن جو عذر قبول ڪريان جيستائين جو مون کي الله تعاليٰ جي طرفان انهن جي کولڻ جو حڪم نه ڏنو وڃي. تڏهن هيءَ آيت نازل ٿي ۽ محبوب رسول عظيم ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کين کوليو. انهن عرض ڪيو يا رسول الله! هي مال اسان جي پٺتي رهجي وڃڻ جي سبب ٿيا، سي وٺو ۽ صدقو ڪريو ۽ اسان کي پاڪ ڪري ڇڏيو ۽ اسان جي لاءِ بخشش جي دعا فرمايو. محبوب سائين فرمايو، مون کي توهان جي مال وٺڻ جو حڪم نه ڏنو ويو. ان تي ايندڙ آيت نازل ٿي. ف٢٣٦ هتي نيڪ عمل مان يا ڏوهه جو اعتراف ۽ توبهه مراد آهي يا ان تخلف کان اڳين جنگين ۾ محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن سان گڏ حاضر ٿيڻ يا طاعت ۽ تقويٰ جا سمورا عمل. ان تقدير تي هيءَ آيت سمورن مسلمانن جي حق ۾ ٿيندي. ف٢٣٧ هن مان تخلف يعني جهاد کان رهجي وڃڻ مراد آهي. ف٢٣٨ آيت ۾ جيڪو صدقو بيان ٿيل آهي، ان جي معنيٰ ۾ مفسرن جا ڪيترائي قول آهن: (١) هي ته اهو صدقو غير واجب هو، جيڪو ڪفاري جي طور انهن دوستن ڏنو هو، جن جو ذڪر مٿين آيت ۾ آهي. (٢) قول هي آهي ته ان صدقي مان مراد اها زڪوٰة آهي، جيڪا انهن جي ذمي واجب هئي، اهي توبهه تائب ٿيا ۽ انهن زڪوٰة ادا ڪرڻ گهري ته الله تعاليٰ ان جي وٺڻ جو حڪم ڏنو. امام ابوبڪر رازي جصاص هن قول کي ترجيح ڏني آهي ته صدقي مان زڪوٰة مراد آهي (خازن ۽ احڪام القرآن) مدارڪ ۾ آهي ته سنت هيءَ آهي ته صدقي وٺڻ وارو، صدقي ڏيڻ واري جي لاءِ دعا گهري ۽ بخاري ۽ مسلم ۾ حضرت عبدالله بن ابي اوفيٰ جي حديث آهي ته جڏهن ڪو محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن وٽ صدقو آڻيندو هو، پاڻ انجي

عَنْ عِبَادِهٖ وَيَاْخُذُ الصَّدَقٰتِ وَاَنَّ اللّٰهَ هُوَ التَّوَّابُ الرَّحِيْمُ ﴿١٠٤﴾

۽ صدقا پاڻ پنهنجي قدرت واري هٿ ۾ وٺندو آهي ۽ الله ئي توبهه قبول ڪندڙ مهربان آهي. ف۲۳۹

وَقُلِ اعْمَلُوْا فَسَيَرَى اللّٰهُ عَمَلَكُمْ وَرَسُوْلُهٗ وَالْمُؤْمِنُوْنَ ؕ وَسَتُرَدُّوْنَ

توهان فرمايو ڪم ڪريو اجهو توهان جا ڪم ڏسندو الله ۽ ان جو رسول ۽ مسلمان ۽ جلد ان جي طرف

اِلٰى عٰلِمِ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ فَيُنَبِّئُكُمْ بِمَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ﴿١٠٥﴾ وَاٰخَرُوْنَ

موٽندؤ جيڪو ظاهر ۽ لڪ سموري کي ڄاڻي ٿو، پوءِ اهو توهان کي توهان جي ڪرتوتن جي خبر ڏيندو.

مُرْجَوْنَ لِاَمْرِ اللّٰهِ اِمَّا يُعَذِّبُهُمْ وَاِمَّا يَتُوْبُ عَلَيْهِمْ ؕ وَاللّٰهُ

۽ ڪجهه ٻيا ف۲۴۰ موقوف رکيا ويا الله جي حڪم تي يا ته انهن کي عذاب ڏيئي يا انهن جي توبهه قبول ڪري ف۲۴۱

عَلِيْمٌ حَكِيْمٌ ﴿١٠٦﴾ وَالَّذِيْنَ اتَّخَذُوْا مَسْجِدًا ضِرَارًا وَّكُفْرًا وَّتَفْرِيْقًا

۽ الله علم ۽ حڪمت وارو آهي. ۽ اهي جن مسجد ٺاهي ف۲۴۲ نقصان پهچائڻ ف۲۴۳ واسطي ۽ ڪفر جي سبب ف۲۴۴ ۽

بَيْنَ الْمُؤْمِنِيْنَ وَاِرْصَادًا لِّمَنْ حَارَبَ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ مِنْ قَبْلُ ؕ

مسلمانن ۾ ڦوٽ وجهڻ جي واسطي ف۲۴۵ ۽ ان جي انتظار جي واسطي، جيڪو اڳيئي الله ۽ ان جي رسول جو مخالف

وَلَيَحْلِفُنَّ اِنْ اَرَدْنَآ اِلَّا الْحُسْنٰى ؕ وَاللّٰهُ يَشْهَدُ اِنَّهُمْ لَكٰذِبُوْنَ ﴿١٠٧﴾

آهي ف۲۴۶ ۽ اهي ضرور قسم کڻندا اسان ته چڱائي جو ارادو ڪيو هو ۽ الله شاهد آهي ته بيشڪ اهي ڪوڙا

لَا تَقُمْ فِيْهِ اَبَدًا ؕ لَمَسْجِدٌ اُسِّسَ عَلَى التَّقْوٰى مِنْ اَوَّلِ يَوْمٍ

آهن. توهان ان مسجد ۾ ڪڏهن به نه بيهجو ف۲۴۷ بيشڪ اها مسجد جنهن جو بنياد پهرئين ڏينهن پرهيزگاري تي رکيو ويو

اَحَقُّ اَنْ تَقُوْمَ فِيْهِ ؕ فِيْهِ رِجَالٌ يُّحِبُّوْنَ اَنْ يَّتَطَهَّرُوْا ؕ وَاللّٰهُ

آهي ف۲۴۸ اها وڌيڪ حقدار آهي جو توهان ان ۾ قيام ڪريو، ان ۾ اهي ماڻهو آهن جيڪي خوب پاڪ رهڻ کي پسند ڪندا آهن ف۲۴۹

يُحِبُّ الْمُطَّهِّرِيْنَ ﴿١٠٨﴾ اَفَمَنْ اَسَّسَ بُنْيَانَهٗ عَلٰى تَقْوٰى مِنَ

۽ پاڪائي رکندڙ الله کي پسند آهن. پوءِ ڇا جنهن پنهنجو بنياد رکيو الله جي خوف ۽ ان جي

اللّٰهِ وَرِضْوَانٍ خَيْرٌ اَمْ مَّنْ اَسَّسَ بُنْيَانَهٗ عَلٰى شَفَا جُرُفٍ

رضا تي ف۲۵۰ اهو پلو ڀاري آهي يا اهو جنهن پنهنجي اڏاوت جي اوساري ڪئي هڪ ڪرندڙ کڏ جي ڪناري تي

هَارٍ فَانْهَارَ بِهٖ فِيْ نَارِ جَهَنَّمَ ؕ وَاللّٰهُ لَا يَهْدِي الْقَوْمَ الظّٰلِمِيْنَ ﴿١٠٩﴾

ف۲۵۱ پوءِ اهو ان کي وٺي ڪري جهنم جي باهه ۾ ڍهي پيو ف۲۵۲ ۽ الله ظالمن کي هدايت نه ڏيندو

حق ۾ دعا فرمائيندا هئا. منهنجي پيءُ صدقو حاضر ڪيو ته محبوب سائين دعا فرمائي اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى اٰلِ اَبِيْ اَوْفٰى. مسئلو:- هن آيت مان ثابت ٿيو ته فاتحه ۾ صدقي وٺڻ وارا صدقو ڏيڻ وارن لاءِ دعا ڪن ٿا، اهو قرآن ۽ حديث جي مطابق آهي.

ف۲۳۹ هن ۾ توبهه ڪرڻ وارن کي خوشخبري ڏني وئي ته سندن توبهه ۽ سندن صدقا مقبول آهن. ڪن مفسرن جو قول آهي ته جن ماڻهن اڃا تائين توبهه نه ڪئي، هن آيت ۾ انهن کي توبهه ۽ صدقي جي ترغيب ڏني وئي. ف۲۴۰ متخلفين مان. ف۲۴۱ متخلفين يعني جنگ تبوڪ کان رهجي وڃڻ وارا ٽن قسمن جا هئا: هڪڙا منافق جيڪي نفاق جا عادي هئا. ٻيا اهي جن قصور جي اعتراف ۽ توبهه ۾ جلدي ڪئي. جن جو مٿي ذڪر ٿي چڪو. ٽيان اهي جن توقف ڪيو ۽ جلدي توبهه نه ڪئي، اهي هن آيت مان مراد آهن. ف۲۴۲ شان نزول:- هيءَ آيت منافقن جي هڪ جماعت جي حق ۾ نازل ٿي جن مسجد قبا کي نقصان پهچائڻ ۽ ان جي جماعت جدا ڪرڻ جي لاءِ ان جي پرسان هڪ مسجد ٺاهي هئي. ان ۾ هڪ وڏي چال هئي، اها هيءَ ته ابو عامر جيڪو جاهليت جي زماني ۾ نصراني راهب ٿي ويو هو، محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي مدينه طيبه تشريف فرمائڻ تي محبوب سائين کي چوڻ لڳو هيءُ ڪهڙو دين آهي جيڪو توهان آندو آهي؟ محبوب سائين جن فرمايو مان ملتِ حنفيه دين ابراهيم آندو آهي. چوڻ لڳو مان انهيءَ دين تي آهيان. حضور محبوب جن فرمايو نه. ان چيو ته توهان ان ۾ ڪجهه ٻيو ملائي ڇڏيو آهي. محبوب سائين فرمايو ته نه، مان خالص صاف ملت آندي آهي. ابو عامر چيو اسان مان جيڪو ڪوڙو هجي، الله ان کي سفر ۾ اڪيلو ۽ عاجز ڪري هلاڪ ڪري. محبوب سائين آمين فرمايو. ماڻهن ان جو نالو ابو عامر فاسق رکي ڇڏيو. احد جي ڏينهن ابو عامر فاسق، حضور جن کي چيو ته جتي ڪڏهن ڪا قوم توهان سان جنگ ڪرڻ واري ملندي، مان ان سان گڏجي توهان سان جنگ ڪندس. اهڙيءَ طرح جنگ حنين تائين ان جو ساٿي ڳوٺي معمول رهيو ۽ محبوب پاڪ سان جنگ ۾ مصروف رهيو. جڏهن هوازن کي شڪست ٿي ته اهو مايوس ٿي شام ملڪ جي طرف ڀڳو ته ان منافقن کي خبر موڪلي ته توهان کان جنگ جو جيڪو به سامان ٿي سگهي، قوت ۽ هٿيار سڀ گڏ ڪري ۽ منهنجي لاءِ هڪ مسجد ٺاهيو، مان روم جي بادشاهه ڏانهن وڃان ٿو، اتان رومي لشڪر وٺي ايندس ۽ (محبوب سيد عالم) محمد (صلى الله عليه وسلم) جن ۽ سندن صحابه کي ڪڍندس. اها خبر وٺي ڪري، انهن ماڻهن مسجد ضرار ٺاهي هئي ۽ محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن کي عرض ڪيو هئائون ته هيءَ مسجد اسان آساني جي لاءِ ٺاهي آهي ته جيڪي ماڻهو ڪراڙا ضعيف ۽ ڪمزور آهن، سي هن ۾ آساني سان نماز پڙهندا رهن. توهان هن ۾ هڪ نماز پڙهو ۽ برڪت جي دعا گهرو. محبوب سائين جن فرمايو ته هاڻي ته مان تبوڪ جي لاءِ تيار آهيان. واپسي تي الله جي مرضي هوندي ته اتي نماز پڙهندس جڏهن محبوب ڪريم صلى الله عليه وسلم جن تبوڪ جي جنگ کان واپس ٿي مدينه طيبه جي ويجهو هڪ جاءِ ۾ رهيا، تڏهن منافقن کين درخواست ڪئي ته اسان جي مسجد ۾ تشريف وٺي هلو. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ انهن جي خراب ارادن کي ظاهر ڪيو ويو. تڏهن محبوب رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن ڪن صحابن کي حڪم فرمايو ته ان مسجد کي وڃي ڊاهيو ۽ ساڙيو اهڙيءَ طرح ائين ئي ڪيو ويو ۽ ابو عامر راهب شام ملڪ ۾ سفر جي حالت ۾ نهايت عاجزي ۽ اڪيلائي ۾ هلاڪ ٿيو. ف۲۴۳ مسجد قبا وارن کي. ف۲۴۴ جو اتي خدا ۽ رسول سان ڪفر ڪن ۽ نفاق کي قوت ڏين. ف۲۴۵ جيڪي مسجد قبا ۾ نماز لاءِ گڏ ٿين ٿا. ف۲۴۶ يعني ابو عامر راهب. ف۲۴۷ هن محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن کي مسجد ضرار ۾ نماز پڙهڻ کان ممانعت فرمائي وئي. مسئلو:- جيڪا مسجد فخر، رياءَ، نام نمود يا الله جي رضا کان سواءِ ڪنهن ٻي غرض خاطر يا ناپاڪ مال مان ٺاهي وئي هجي، سا مسجد ضرار سان ملحق (گڏ) آهي. (مدارڪ). ف۲۴۸ هن مان مسجد قبا مراد آهي. جنهن جو بنياد محبوب رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن رکيو ۽ جيستائين محبوب سائين قبا ۾ قيام فرمايو، ان ۾ نماز پڙهي. بخاري شريف جي حديث ۾ آهي ته محبوب رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن هر هفتي مسجد قبا ۾ تشريف فرمائيندا هئا. ٻي حديث ۾ آهي ته مسجد قبا ۾ نماز پڙهڻ جو ثواب عمره جي برابر آهي. مفسرن جو هڪ قول هيءُ به آهي ته هن مان مسجد مدينه مراد آهي ۽ هن ۾ به حديثون وارد ٿيل آهن. انهن ٻنهيءَ ڳالهين ۾ ڪجهه ٽڪراءُ نه آهي، ڇو ته آيت جو مسجد قبا جي حق ۾ نازل ٿيڻ ان کي مستلزم نه آهي، جو مسجد مدينه ۾ اهي وصفون نه هجن. ف۲۴۹ سمورين پليتين کان پاڪ آهن کان. شان نزول:- هيءَ آيت مسجد قبا وارن جي حق ۾ نازل ٿي. محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن انهن کي فرمايو اي انصارو! الله تعالىٰ عز وجل توهان جي تعريف فرمائي. توهان وضو ۽ استنجا جي وقت ڪهڙو عمل ڪريو ٿا؟ انهن عرض گذاريو يا رسول الله صلى الله عليه وسلم! اسان وڏو واستنجا ٽن پٿرن سان ڪريون ٿا. ان کان پوءِ وري پاڻي سان پاڪائي ڪريون ٿا. مسئلو:- جيڪڏهن پليتي نڪرڻ واري جاءِ کان تجاوز نه ڪري ته پوءِ پاڻيءَ سان استنجا واجب، ورنه مستحب آهي. مسئلو:- پٿرن سان استنجا سنت آهي. محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن ان تي هميشگي نه فرمائي ۽ ڪڏهن ڇڏي به ڏنو. ف۲۵۰ جيئن ته مسجد قبا ۽ مسجد مدينه. ف۲۵۱ جيئن ته مسجد ضرار وارا. ف۲۵۲ مراد هيءَ آهي ته جنهن شخص پنهنجي دين جو بنياد تقوىٰ ۽ الله جي رضا جي مضبوط سطح تي رکيو، سو بهتر

لَا يَزَالُ بُنْيَانُهُمُ الَّذِىْ بَنَوْا رِيْبَةً فِىْ قُلُوْبِهِمْ اِلَّآ اَنْ تَقَطَّعَ

آهي. انهيءَ اڏاوت جي چنائي هميشه انهن جي دلين ۾ کُتکندي رهندي ف٢٥٣

قُلُوْبُهُمْ ۗ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌ حَكِيْمٌ ﴿١١٠﴾ اِنَّ اللّٰهَ اشْتَرٰى مِنَ الْمُؤْمِنِيْنَ

سواءِ هن جي ته اُنهن جي دل جا ٽڪرا ٽڪرا ٿي وڃن ف٢٥٤ ۽ الله علم ۽ حڪمت وارو آهي. بيشڪ الله مسلمانن

اَنْفُسَهُمْ وَاَمْوَالَهُمْ بِاَنَّ لَهُمُ الْجَنَّةَ ۗ يُقَاتِلُوْنَ فِىْ سَبِيْلِ اللّٰهِ

کان سندن مال ۽ جان خريد ڪري ورتا آهن هن بدلي ۾ ته انهن جي واسطي جنت آهي ف٢٥٥

فَيَقْتُلُوْنَ وَيُقْتَلُوْنَ ۖ وَعْدًا عَلَيْهِ حَقًّا فِى التَّوْرٰىةِ وَالْاِنْجِيْلِ

الله جي واٽ ۾ لڙائي ڪن ته قتل ڪن ف٢٥٦ ۽ قتل ٿين ف٢٥٧ ان جي پلائي جي ذمي آهي

وَالْقُرْاٰنِ ۗ وَمَنْ اَوْفٰى بِعَهْدِهٖ مِنَ اللّٰهِ فَاسْتَبْشِرُوْا بِبَيْعِكُمُ

سچو واعدو، توريت ۽ انجيل ۽ قرآن ۾ ف٢٥٨ ۽ الله کان وڌيڪ عهد پاڙيندڙ ڪير

الَّذِىْ بَايَعْتُمْ بِهٖ ۗ وَذٰلِكَ هُوَ الْفَوْزُ الْعَظِيْمُ ﴿١١١﴾ اَلتَّآئِبُوْنَ

آهي، پوءِ خوشيون ملهايو پنهنجي سودي تي جيڪو توهان ان سان ڪيو آهي ۽ اها وڏي ڪاميابي

الْعٰبِدُوْنَ الْحٰمِدُوْنَ السَّآئِحُوْنَ الرّٰكِعُوْنَ السّٰجِدُوْنَ

آهي. توبهه ڪندڙ ف٢٥٩ عبادت گذار ف٢٦٠ ساراهه ڪندڙ ف٢٦١ روزا رکندڙ رڪوع ڪندڙ

الْاٰمِرُوْنَ بِالْمَعْرُوْفِ وَالنَّاهُوْنَ عَنِ الْمُنْكَرِ وَالْحٰفِظُوْنَ

سجدو ڪندڙ ف٢٦٢ چڱائي جو حڪم ڪندڙ ۽ بُرائي کان روڪيندڙ ۽ الله

لِحُدُوْدِ اللّٰهِ ۗ وَبَشِّرِ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿١١٢﴾ مَا كَانَ لِلنَّبِىِّ وَالَّذِيْنَ

جي حدن کي نظر ۾ رکندڙ ف٢٦٣ ۽ خوشخبري ٻُڌاءِ مسلمانن کي ف٢٦٤. نبي ۽ ايمان وارن

اٰمَنُوْٓا اَنْ يَّسْتَغْفِرُوْا لِلْمُشْرِكِيْنَ وَلَوْ كَانُوْٓا اُولِىْ قُرْبٰى مِنْۢ

کي لائق نه آهي جو مُشرڪن جي واسطي بخشش گهرن جيتوڻيڪ اهي سندن مائٽ هجن ف٢٦٥

بَعْدِ مَا تَبَيَّنَ لَهُمْ اَنَّهُمْ اَصْحٰبُ الْجَحِيْمِ ﴿١١٣﴾ وَمَا كَانَ اسْتِغْفَارُ

جڏهن ته انهن تي ظاهر ٿي ويو انهن جو دوزخي هجڻ ف٢٦٦ ۽ ابراهيم جو پنهنجي پيءُ ف٢٦٧

اِبْرٰهِيْمَ لِاَبِيْهِ اِلَّا عَنْ مَّوْعِدَةٍ وَّعَدَهَآ اِيَّاهُ ۚ فَلَمَّا تَبَيَّنَ لَهٗٓ

جي واسطي بخشش گهرڻ، نه هو مگر هڪ واعدي جي سبب جو ان سان ڪري چُڪو هو ف٢٦٨ جڏهن ابراهيم تي ظاهر ٿي

آهي، نه اهو، جنهن پنهنجي دين جو بنياد باطل ۽ نفاق جي ڪرندڙ ڪڏن تي رکيو.

ف٢٥٣ ۽ ان جي ڪيرائڻ جو صدمو باقي رهندو. ف٢٥٤ توڙي قتل ٿي، يا مري قبر ۾ يا جهنم ۾، معني هيءَ آهي ته انهن جي دلين جو غم ۽ غصو مرڻ تائين باقي رهندو. سه بيرتا بر بي لے حسود کيں رنجيست بکا از مشقت او جز بمرگ نتوان رست ۽ هيءَ معنيٰ به ٿي سگهي ٿي ته جيستائين انهن جون دليون پنهنجي ڏوهه جي پشيماني ۽ افسوس کان ٽڪرا ٽڪرا نه ٿين ۽ اهي خلوص سان توبهه تائب نه ٿين، ان وقت تائين اُهي انهيءَ رنج ۽ غم ۾ رهندا (مدارڪ). ف٢٥٥ خُدا جي واٽ ۾ جان ۽ مال خرچ ڪري جنت حاصل ڪندڙ ايمان وارن جو هڪ مثال آهي جنهن سان ڪرم ۽ لطف جو اظهار ٿئي ٿو ته جهان جي پالڻهار انهن کي جنت عطا ڪرڻ انهن جي جان ۽ مال جي عيوض قرار ڏنو ۽ پاڻ کي خريدار بنايو. اها ڪمال عزت افزائي آهي، جو هو اسان جو خريدار بڻجي ۽ اسان کان خريد ڪري ڪهڙي شيءِ کي، جيڪا نه اسان جي ناهي، نه اسان جي پيدا ڪيل. جان آهي ته ان جي پيدا ڪيل ۽ مال آهي ته ان جو عطا فرمايل. شانِ نزول:- جڏهن انصار محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي عقبه جي رات بيعت ڪئي، تڏهن عبدالله بن رواحه رضي الله تعاليٰ عنه عرض ڪيو ته يا رسول الله! پنهنجي رب جي لاءِ ۽ پنهنجي لاءِ ڪجهه شرط فرمايو جيڪي توهان گهرو. فرمايائون، مان پنهنجي رب جي لاءِ ته هيءَ شرط ڪريان ٿو ته توهان ان جي عبادت ڪريو ۽ ڪنهن کي ان سان شريڪ نه ڪريو ۽ پنهنجي لاءِ هيءَ ته جن شين کان توهان پنهنجي جان ۽ مال کي بچايو ۽ محفوظ رکو ٿا، تن کي منهنجي لاءِ به پسند نه ڪريو. انهن عرض ڪيو ته اسان ايئن ڪريون ته اسان کي ڇا ملندو؟ فرمايائون ته جنت. ف٢٥٦ خدا جي دشمن کي. ف٢٥٧ خدا جي واٽ ۾. ف٢٥٨ هن مان ثابت ٿيو ته سمورين شريعتن ۽ ملتن ۾ جهاد جو حڪم هو. ف٢٥٩ سمورن گناهن کان. ف٢٦٠ الله تعاليٰ جا فرمانبردار ٻانها، جيڪي اخلاص سان سندس عبادت ڪن ٿا ۽ عبادت کي پنهنجي مٿان لازم ڄاڻن ٿا. ف٢٦١ جيڪي هر حال ۾ الله تعاليٰ جو حمد ڪن ٿا. ف٢٦٢ يعني نمازن جا پابند ۽ انهن کي خوبيءَ سان ادا ڪرڻ وارا. ف٢٦٣ ۽ ان جا احڪام بجا آڻڻ وارا. اهي ماڻهو جنتي آهن. ف٢٦٤ ته اهي الله تعاليٰ جا عهد پورا ڪندا ته الله تعاليٰ کين جنت ۾ داخل فرمائيندو. ف٢٦٥ شان نزول:- هن آيت جي شان نزول ۾ مُفسرن جا چند قول آهن: (١) نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن پنهنجي چاچي ابو طالب کي فرمايو هو ته مان توهان جي لاءِ مغفرت گهرندس، جيستائين مون کي منع نه ڪيو وڃي. الله تعاليٰ هي آيت نازل فرمائي منع فرمائي ڇڏي. (٢) محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو ته مان پنهنجي رب کان پنهنجي والده جي قبر جي زيارت جي اجازت گهري. ان مون کي اجازت ڏني. پوءِ مون ان جي لاءِ مغفرت جي اجازت گهري ته مون کي اجازت نه ڏنائين ۽ مون تي هيءَ آيت نازل ٿي. مَا كَانَ لِلنَّبِىِّ الخ

اقول:- اهو شان نزول صحيح سبب نه آهي، چو ته اها حديث حاڪم روايت ڪئي ۽ ان کي صحيح چيائين ۽ ذهبي حاڪم تي اعتبار ڪري ميزان ۾ ان جي تصحيح ڪئي، پر مختصر المستدرڪ ۾ ذهبيءَ هن حديث کي ضعيف ڪيو ۽ چيو ته ايوب بن هاني کي ابن معين ضعيف ٻڌايو آهي. ان کان سواءِ هيءَ حديث، بخاري جي حديث جي مخالف آهي، جنهن ۾ هن آيت جي نزول جو سبب سندن والد جي لاءِ استغفار ڪرڻ نه ٻڌايو ويو، بلڪ بخاري شريف جي حديث مان اهوئي ثابت آهي ته ابو طالب جي لاءِ استغفار ڪرڻ جي باب ۾ هيءَ حديث وارد ٿي. ان کان سواءِ ٻيون حديثون، جيڪي هن مضمون جون آهن، جن کي طبراني، ابن سعد ۽ ابن شاهين وغيره روايت ڪيو آهي، اهي سڀ ضعيف آهن. ابن سعد طبقات ۾ حديث جي تخريج کان پوءِ ان کي غلط ٻڌايو ۽ سند المحدثين امام جلال الدين سيوطي پنهنجي رسالي "التعظيم والمنة" ۾ ان مضمون جي سڀني حديثن کي معلول ٻڌايو آهي. انهيءَ ڪري اهو سبب شانِ نزول ۾ صحيح نه آهي ۽ هيءَ ثابت آهي ان تي گهڻا دليل قائم آهن ته محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي والده ماجده موحده ۽ ابراهيمي دين تي هئي. (٣) ڪن صحابن، محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن کي پنهنجن ابن ڏاڏن لاءِ استغفار ڪرڻ جي درخواست ڪئي هئي. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي. ف٢٦٦ ڪفر تي مئا. ف٢٦٧ يعني آزر. ف٢٦٨ هن مان يا ته اهو واعدو مراد آهي، جيڪو حضرت ابراهيم عليه السلام آزر سان ڪيو هو ته مان پنهنجي رب کان تنهنجي مغفرت جي دعا گهرندس يا اهو واعدو مراد آهي، جيڪو آزر حضرت ابراهيم عليه السلام سان اسلام آڻڻ جو ڪيو هو. شانِ نزول:- حضرت علي المرتضيٰ رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت ٿيل آهي ته جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي، سَاَسْتَغْفِرُ لَكَ رَبِّىْ. تڏهن مان ٻڌو ته هڪ شخص پنهنجي والدين جي لاءِ مغفرت جي دعا گهري رهيو آهي، هن جي باوجود، جو اهي ٻئي مُشرڪ هئا. پوءِ چيو مانس ته تون مشرڪن جي لاءِ مغفرت جي دُعا گهرين ٿو؟ اُن چيو ته ڇا ابراهيم عليه السلام، آزر جي لاءِ دُعا نه گهري هئي، اهو به ته مشرڪ

أَنَّهٗ عَدُوٌّ لِّلّٰهِ تَبَرَّاَ مِنْهُ ؕ اِنَّ اِبْرٰهِيْمَ لَاَوَّاهٌ حَلِيْمٌ ﴿۱۱۴﴾ وَمَا كَانَ

ويو ته اهو الله جو دشمن آهي ته ان كان بيزار ٿي ويو ۲٦٩ بيشڪ ابراهيم گريو ۽ عاجزي ڪندڙ ۲٧٠ ۽ برد بار آهي. ۽ الله جو

اللّٰهُ لِيُضِلَّ قَوْمًاۢ بَعْدَ اِذْ هَدٰىهُمْ حَتّٰى يُبَيِّنَ لَهُمْ مَّا يَتَّقُوْنَ ؕ

شان نه آهي جو ڪنهن قوم کي هدايت ڪرڻ کان پوءِ گمراه فرمائي ۲٧١ جيستائين انهن کي صاف ٻڌائي ته ڪهڙين شين کان انهن

اِنَّ اللّٰهَ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمٌ ﴿۱۱۵﴾ اِنَّ اللّٰهَ لَهٗ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَ

کي بچڻو آهي ۲٧٢ بيشڪ الله سڀ ڪجهه ڄاڻي ٿو. بيشڪ الله جي واسطي ئي آهي آسمانن ۽ زمين جي بادشاهي.

الْاَرْضِ ؕ يُحْيٖ وَيُمِيْتُ ؕ وَمَا لَكُمْ مِّنْ دُوْنِ اللّٰهِ مِنْ وَّلِيٍّ وَّلَا

جياري ٿو ۽ ماري ٿو ۽ الله کان سواءِ نه توهان جو ڪو والي آهي (حمايتي) ۽ نه مددگار

نَصِيْرٍ ﴿۱۱٦﴾ لَقَدْ تَّابَ اللّٰهُ عَلَى النَّبِيِّ وَالْمُهٰجِرِيْنَ وَالْاَنْصَارِ

بيشڪ الله جون رحمتون متوجه ٿيون ان غيب جون خبرون ڏيندڙ (نبي) ۽ انهن مهاجرن ۽ انصارن تي جن

الَّذِيْنَ اتَّبَعُوْهُ فِيْ سَاعَةِ الْعُسْرَةِ مِنْۢ بَعْدِ مَا كَادَ يَزِيْغُ قُلُوْبُ

تڪليف جي گهڙي ۾ ان جو ساٿ ڏنو ۲٧٣ هن کان پوءِ جو قريب هو جو انهن مان ڪن ماڻهن جون دليون ڦري وڃن

فَرِيْقٍ مِّنْهُمْ ثُمَّ تَابَ عَلَيْهِمْ ؕ اِنَّهٗ بِهِمْ رَءُوْفٌ رَّحِيْمٌ ﴿۱۱٧﴾ وَّعَلَى الثَّلٰثَةِ

۲٧٤ پوءِ انهن تي رحمت سان متوجه ٿيو ۲٧٥ بيشڪ اهو انهن تي نهايت مهربان ۽ رحم وارو آهي. ۽ انهن ٽن تي به (جن جي توبه)

الَّذِيْنَ خُلِّفُوْا ؕ حَتّٰٓى اِذَا ضَاقَتْ عَلَيْهِمُ الْاَرْضُ بِمَا رَحُبَتْ

موقوف رکي وئي هئي ۲٧٦ ايستائين جو زمين جڏهن پنهنجي ڪشادگي جي باوجود انهن تي سوڙهي ٿي وئي ۲٧٧ ۽ اهي پنهنجي

وَضَاقَتْ عَلَيْهِمْ اَنْفُسُهُمْ وَظَنُّوْٓا اَنْ لَّا مَلْجَاَ مِنَ اللّٰهِ اِلَّآ

جان کان تنگ اچي ويا ۲٧٨ ۽ انهن کي يقين ٿيو ته الله کان پناه جي جاءِ نه آهي مگر الله ئي وٽ

اِلَيْهِ ؕ ثُمَّ تَابَ عَلَيْهِمْ لِيَتُوْبُوْا ؕ اِنَّ اللّٰهَ هُوَ التَّوَّابُ الرَّحِيْمُ ﴿۱۱۸﴾ ع

پوءِ ۲٧٩ انهن جي توبه قبول ڪيائين جيئن تائب رهن بيشڪ الله ئي توبه قبول ڪندڙ مهربان آهي.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اتَّقُوا اللّٰهَ وَكُوْنُوْا مَعَ الصّٰدِقِيْنَ ﴿۱۱۹﴾ مَا

اي ايمان وارو! الله کان ڊڄو ۲٨٠ ۽ سچن جي صحبت ۾ هجو. ۲٨١ مديني وارن

كَانَ لِاَهْلِ الْمَدِيْنَةِ وَمَنْ حَوْلَهُمْ مِّنَ الْاَعْرَابِ اَنْ يَّتَخَلَّفُوْا

۲٨٢ ۽ انهن جي آس پاس وارن ٻهراڙين کي لائق نه هو رسول الله کان پٺتي رهجي وڃڻ



هو؟ ۽ اهو واقعو مان محبوب سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن کان حاصل ڪيو اُن تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ ٻڌايو ويو ته حضرت ابراهيم عليه السلام جو استغفار اسلام جي اميد سان هو، جنهن جو آزر سان واعدو ڪري چڪو هو ۽ پاڻ آزر سان استغفار جو واعدو ڪري چڪا هئا. جڏهن اها منقطع ٿي وئي، تڏهن پاڻ ان کان پنهنجو رشتو قطع ڪري ڇڏيائين ۲٦٩ ۽ بخشش گهرڻ ڇڏي ڏنو. ۲٧٠ گهڻيون دعائون ۽ عاجزي وارو ۲٧١ يعني انهن تي گمراهي جو حڪم ڪري ۽ انهن کي گمراهن ۾ داخل فرمائي. ۲٧٢ معنيٰ هي آهي ته جيڪا شيءِ منع ٿيل آهي ۽ ان کان پاسو ڪرڻ واجب آهي. ان تي الله تبارڪ وتعاليٰ تيستائين پنهنجي ٻانهن جي پڪڙ نه ٿو فرمائي، جيستائين ان جي ممانعت جو صاف بيان الله تعاليٰ جي طرف کان نه اچي انهيءَ ڪري ممانعت کان اڳ ان فعل جي ڪرڻ ۾ حرج نه آهي. (مدارڪ ۽ خازن) مسئلو: هن مان معلوم ٿيو ته جنهن شيءِ جي طرف شريعت کان ممانعت نه هجي، سا جائز آهي. شان نزول: جڏهن مؤمنن کي مشرڪن جي لاءِ بخشش گهرڻ کان منع فرمايو ويو، تڏهن انهن کي انديشو ٿيو ته اسان پهريائين جيڪو استغفار ڪري چڪا آهيون، ڪٿي اُن تي پڪڙ نه ٿئي. اهن آيت سان انهن کي تسلي ڏني وئي ۽ ٻڌايو ويو ته ممانعت جو بيان ٿيڻ کان پوءِ ان تي عمل ڪرڻ سان پڪڙ ٿيندي آهي. ۲٧٣ يعني جنگِ تبوڪ ۾ جنهن کي جنگِ عسرت به چوندا آهن. هن جنگ ۾ تنگي جو هيءُ حال هو جو ڏهن ڏهن ماڻهن ۾ سواري جي لاءِ هڪ هڪ اُٺ هو. واري واري سان انهيءَ تي سوار ٿيندا هئا ۽ کاڌي جي گهٽتائي جو هيءُ حال هو جو هڪ کارڪ تي ڪيترا ڪيترا ماڻهو گذران ڪندا هئا. اهڙيءَ طرح هر هڪ کارڪ چوسي هڪ لپ پاڻي پيئي. پاڻي جي به نهايت گهٽتائي ۽ سخت گرمي هئي، اُڃ جو غلبو ۽ پاڻي اڻ لڀ ان حال ۾ صحابه ڪرام پنهنجي صدق، يقين ۽ ايمان واخلاص سان حضور محبوب سائين جي قرباني ۾ ثابت قدم رهيا. حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه عرض ڪيو يا رسول الله! الله تعاليٰ کان دعا فرمايو. فرمايائون ڇا توکي هيءُ خواهش آهي. عرض ڪيائين ها ئو. پوءِ حضور جن هٿ مبارڪ مٿي ڪري دعا فرمائي ۽ اڃا هٿ مبارڪ مٿي ڪنيا ئي مس هئا ته الله تعاليٰ ڪڪر موڪليو، برسات ٿي، لشڪر پاڻي پيتو، لشڪر وارن پنهنجا ٿانو ڀري ورتا. ان کان پوءِ جڏهن اڳتي وڌيا ته زمين سڪل هئي. ڪڪر لشڪر کان ٻاهر برسات ئي نه وسائي. اهو خاص انهيءَ لشڪر کي پاڻي پيارڻ لاءِ موڪليو ويو هو. ۲٧٤ ۽ اهي اِن شدت ۽ سختيءَ ۾

ع ١٤ ٨ ٣

محبوب رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کان جدا ٿيڻ پسند ڪن. ۲٧٥ ۽ اهي صابر ۽ ثابت رهيا ۽ انهن جو خلوص محفوظ رهيو ۽ جيڪو خطرو دل ۾ ٿيو هو، تنهن تي پشيمان ٿيا. ۲٧٦ توبه کان. جن جو ذڪر آيت وَاٰخَرُوْنَ مُرْجَوْنَ لِاَمْرِ اللّٰهِ ۾ آهي ۽ اهي ٽي صحابه ڪعب بن مالڪ، هلال بن اميه ۽ مراره بن ربيع آهن، اهي سڀ انصاري هئا، محبوب ڪريم صلي الله عليه وسلم جن تبوڪ کان واپس ٿي ڪري، انهن کان جهاد ۾ حاضر نه ٿيڻ جو سبب ڪري، فرمايو بيهو، جيستائين الله تعاليٰ توهان جي واسطي ڪو فيصلو فرمائي ۽ مسلمانن کي انهن سان ملڻ جلڻ ۽ ڳالهائڻ کان منع فرمايو ايستائين جو انهن جي رشتيدارن ۽ دوستن به انهن سان ڳالهائڻ ڇڏي ڏنو ۽ ايئن پئي معلوم ٿيو، جڻ ڪو انهن کي سڃاڻي ئي نه ٿو ۽ انهن جي ڪنهن سان واقفيت ئي ڪانه آهي. ان حال ۾ انهن کي پنجاه ڏينهن گذريا. ۲٧٧ ۽ انهن کي ڪا اهڙي جاءِ نه ملي، جتي هڪ گهڙي آرام ۽ قرار حاصل ڪن. هر وقت پريشاني ۽ رنج ۽ غم ۽ بي چيني ۽ پريشاني ۾ مبتلا رهيا. ۲٧٨ سخت رنج ۽ غم کان نه ڪو غمگسار آهي، جنهن سان ڳالهه ڪن، نه ڪو غمخوار، جنهن کي دل جو حال ٻڌائن. وحشت ۽ اڪيلائي آهي ۽ رات ڏينهن جي رقت ۽ زاري. ۲٧٩ الله تعاليٰ انهن تي رحم فرمايو ۽. ۲٨٠ گناه ڇڏيو. ۲٨١ جيڪي ايمان جا سچا آهن، مخلص آهن. محبوب رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي اخلاص سان تصديق ڪن ٿا. سعيد بن جبير جو قول آهي ته صادقين مان حضرت ابوبڪر ۽ عمر رضي الله تعاليٰ عنهما مراد آهن. ابن جريج چوي ٿو ته مهاجر. حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما فرمايو ته اهي ماڻهو جن جون نيتون ثابت رهيون ۽ دل ۽ اعمال مستقيم ۽ اهي جنگِ تبوڪ ۾ خلوص سان حاضر ٿيا. مسئلو: هن آيت مان ثابت ٿيو ته اجماع حجت آهي، ڇو ته صادقين سان گڏ رهڻ جو حڪم فرمايائين. هن سان انهن جي قول جو قبول ڪرڻ لازم اچي ٿو. ۲٨٢ هتي مديني وارن مان مدينه طيبه ۾ رهڻ وارا مراد آهن، ڀل اهي مهاجر يا انصار هجن.

عَنْ رَّسُوْلِ اللّٰهِ وَلَا يَرْغَبُوْا بِاَنْفُسِهِمْ عَنْ نَّفْسِهٖ ؕ ذٰلِكَ

وف٢٨٣ ۽ نه ئي پاڻ کي انهن جي ذات کان وڌيڪ پيارو رکڻ وف٢٨٤ هي

بِاَنَّهُمْ لَا يُصِيْبُهُمْ ظَمَاٌ وَّلَا نَصَبٌ وَّلَا مَخْمَصَةٌ فِيْ سَبِيْلِ

ان ڪري جو انهن کي اُڃ يا ڪا به تڪليف يا بُک الله جي راهه ۾ نٿي لڳي ۽ ڪافرن

اللّٰهِ وَلَا يَطَئُوْنَ مَوْطِئًا يَّغِيْظُ الْكُفَّارَ وَلَا يَنَالُوْنَ مِنْ عَدُوٍّ

کي ساڙ ڏياريندڙ ڪنهن به جاءِ تي پير رکن ٿا ۽ وف٢٨٥ جو ڪجهه ڪنهن به دشمن جو نقصان ڪن ٿا وف٢٨٦

نَّيْلًا اِلَّا كُتِبَ لَهُمْ بِهٖ عَمَلٌ صَالِحٌ ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَا يُضِيْعُ اَجْرَ

ان سموري جي عيوض انهن جي واسطي نيڪ عمل لکيو ويندو وف٢٨٧ بيشڪ الله چڱن جو اجر ضايع نه

الْمُحْسِنِيْنَ ﴿۱۲۰﴾ وَلَا يُنْفِقُوْنَ نَفَقَةً صَغِيْرَةً وَّلَا كَبِيْرَةً

ڪندو آهي. ۽ جو ڪجهه خرچ ڪندا آهن، خرچ ننڍو هجي وف٢٨٨ يا وڏو وف٢٨٩

وَّلَا يَقْطَعُوْنَ وَادِيًا اِلَّا كُتِبَ لَهُمْ لِيَجْزِيَهُمُ اللّٰهُ اَحْسَنَ مَا

۽ جيڪي واديون (نالا) طي ڪندا آهن سمورو انهن جي پلي ۾ لکيو وڃي ٿو جيئن الله انهن جي بهتر

كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿۱۲۱﴾ وَمَا كَانَ الْمُؤْمِنُوْنَ لِيَنْفِرُوْا كَآفَّةً ؕ فَلَوْلَا

عملن جو ڪين صلو ڏئي. وف٢٩٠ ۽ مسلمانن کان اهو ته نه ٿو ٿي سگهي ته سڀ جا سڀ نڪرن وف٢٩١ ائين ڇو نٿي

نَفَرَ مِنْ كُلِّ فِرْقَةٍ مِّنْهُمْ طَآئِفَةٌ لِّيَتَفَقَّهُوْا فِي الدِّيْنِ وَ

جو انهن جي هر گروهه منجهان وف٢٩٢ هڪ جماعت نڪري جيڪا دين جي سمجهه حاصل ڪري ۽

لِيُنْذِرُوْا قَوْمَهُمْ اِذَا رَجَعُوْٓا اِلَيْهِمْ لَعَلَّهُمْ يَحْذَرُوْنَ ﴿۱۲۲﴾ يٰٓاَيُّهَا

واپس اچي پنهنجي قوم کي خوف ڏيارن وف٢٩٣ هن اميد تي ته اهي بچن. وف٢٩٤ اي ايمان

الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا قَاتِلُوا الَّذِيْنَ يَلُوْنَكُمْ مِّنَ الْكُفَّارِ وَلْيَجِدُوْا فِيْكُمْ

وارؤ! جهاد ڪريو پنهنجي ويجهڙائي ۾ رهندڙ ڪافرن سان وف٢٩٥ ۽ ڄڻ ته اهي توهان ۾

غِلْظَةً ؕ وَاعْلَمُوْٓا اَنَّ اللّٰهَ مَعَ الْمُتَّقِيْنَ ﴿۱۲۳﴾ وَاِذَا مَآ اُنْزِلَتْ

سختي محسوس ڪن، ۽ يقين ڪريو ته الله جو ساٿ پرهيزگارن سان آهي. وف٢٩٦ ۽ جڏهن ڪا سورت لهي ٿي

سُوْرَةٌ فَمِنْهُمْ مَّنْ يَّقُوْلُ اَيُّكُمْ زَادَتْهُ هٰذِهٖٓ اِيْمَانًا ۚ فَاَمَّا الَّذِيْنَ

ته انهن مان ڪو چوي ٿو ته هن آيت ڪنهن جي ايمان ۾ ترقي پيدا ڪئي، وف٢٩٧ ها مؤمن جي ايمان

وف٢٨٣ ۽ جهاد ۾ حاضر نه ٿين. وف٢٨٤ بلڪ انهن کي حڪم هو ته سختي ۽ تڪليف ۾ محبوب سائين جو ساٿ نه ڇڏن ۽ سختي جي موقعي تي پنهنجون جانيون مٿن فدا ڪن. وف٢٨٥ ۽ ڪافرن جي زمين کي پنهنجن گهوڙن جي سنبن سان ڪُچلن ٿا. وف٢٨٦ قيد يا قتل ڪري يا شڪست ڏيئي. وف٢٨٧ هن مان ثابت ٿيو ته جيڪو شخص الله تعالىٰ جي اطاعت جو ارادو ڪري، ته هن جو اٿڻ، ويهڻ، هلڻ، حرڪت ڪرڻ ماٺ رهڻ وغيره سڀ نيڪيون آهن ۽ الله تعالىٰ وٽ لکيون وڃن ٿيون. وف٢٨٨ يعني ٿورو. مثلاً هڪ کارڪ. وف٢٨٩ جيئن حضرت عثمان غني رضي الله تعالىٰ عنه جيش عسرت ۾ خرچ ڪيو. وف٢٩٠ هن آيت مان جهاد جي فضيلت ۽ ان جو سڀ کان بهترين هجڻ ثابت ٿيو. وف٢٩١ ۽ يڪدم پنهنجو وطن خالي ڪن. وف٢٩٢ هڪ جماعت وطن ۾ رهي ۽. وف٢٩٣ حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما کان روايت ٿيل آهي ته عرب جي قبيلن مان هر هڪ قبيلي جون جماعتون محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي حضور ۾ حاضر ٿينديون هيون ۽ محبوب سائين جن کان دين جا مسئلا سکندا ۽ سمجهه حاصل ڪندا هئا ۽ پنهنجي لاءِ احڪام معلوم ڪندا هئا ۽ پنهنجي قوم جي لاءِ محبوب پاڪ انهن کي الله تعالىٰ ۽ رسول جي فرمانبرداري جو حڪم ڏيندا هئا ۽ نماز، زڪوٰة وغيره جي تعليم لاءِ انهن کي پنهنجي قوم تي مامور فرمائيندا هئا. جڏهن اهي ماڻهو پنهنجي قوم وٽ پهچندا هئا، ته هو اعلان ڪندا هئا ته جيڪو اسلام آڻي، سو اسان مان آهي ۽ ماڻهن کي خُدا جو خوف ڏياريندا هئا ۽ دين جي مخالفت کان ڊيڄاريندا هئا، ايستائين جو پنهنجي والدين کي ڇڏي ڏيندا هئا ۽ محبوب رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن انهن کي دين جا سمورا ضروري علم تعليم فرمائيندا هئا (خازن). اهو محبوب ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جو عظيم معجزو آهي، جو بلڪل اڻ پڙهيل ماڻهن کي تمام ٿوري دير ۾ دين جي احڪام جو عالم ۽ قوم جو هادي بڻائي ڇڏيندا هئا. هن آيت مان چند مسئلا معلوم ٿيا: مسئلو:- دين جو علم حاصل ڪرڻ فرض آهي. جيڪي شيون ٻانهي تي فرض ۽ واجب آهن ۽ جيڪي ان لاءِ ممنوع ۽ حرام آهن، تن جو سکڻ عين فرض آهي ۽ ان کان وڌيڪ علم حاصل ڪرڻ فرض ڪفايه آهي. حديث شريف ۾ آهي ته علم سکڻ هر مسلمان تي فرض آهي. امام شافعي رضي الله تعالىٰ عنه فرمايو ته علم سکڻ نفل نماز کان افضل آهي. مسئلو:- علم جي ڳولا جي لاءِ سفر جو حڪم، حديث ۾ آهي، جيڪو شخص علم جي ڳولا لاءِ واٽ هلي، الله تعالىٰ ان جي لاءِ جنت جي واٽ آسان ڪري ٿو (ترمذي) مسئلو:- فقه افضل ترين علم آهي. حديث شريف ۾ آهي، محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو الله تعالىٰ جنهن لاءِ ڀلائي چاهيندو آهي ته ان کي دين ۾ فقيه بڻائي ٿو. مان تقسيم ڪرڻ وارو آهيان ۽ الله تعالىٰ ڏيڻ وارو (بخاري ۽ مسلم). حديث ۾ آهي ته هڪ فقيه، شيطان تي هزار عابدن کان وڌيڪ سخت آهي. (ترمذی). فقه دين جي احڪام جي علم کي چوندا آهن. فقه اصطلاحًا ان جو صحيح مصداق آهي. وف٢٩٤ الله تعالىٰ جي عذاب کان دين جي احڪام جو اتباع ڪري. وف٢٩٥ سمورن ڪافرن سان قتال واجب آهي. ويجها هجن يا پري وارا، پر ويجها مقدم آهن، پوءِ اُهي جيڪي انهن سان گڏيل هجن، ائين ئي درجي بدرجي. وف٢٩٦ انهن کي غلبو ڏئي ٿو ۽ انهن جي مدد فرمائي ٿو. وف٢٩٧ يعني منافق پاڻ ۾ ٺٺولي ڪندي اهڙيون ڳالهيون ڪن ٿا، تن جي جواب ۾ ارشاد ٿئي ٿو.

آمَنُوا فَزَادَتْهُمْ إِيمَانًا وَّهُمْ يَسْتَبْشِرُونَ ﴿١٢٤﴾ وَأَمَّا الَّذِينَ فِي

۾ ان ترقي ڏنائين ۽ اهي خوشيون ملهائن ٿا . ۽ جن جي دلين ۾

قُلُوبِهِم مَّرَضٌ فَزَادَتْهُمْ رِجْسًا إِلَىٰ رِجْسِهِمْ وَمَاتُوا وَهُمْ

آزار آهي ف٢٩٨ انهن کي پليتي تي پليتي وڌايائين ف٢٩٩ ۽ اهي ڪفر تي ئي

كَافِرُونَ ﴿١٢٥﴾ أَوَلَا يَرَوْنَ أَنَّهُمْ يُفْتَنُونَ فِي كُلِّ عَامٍ مَّرَّةً أَوْ

مري ويا . ڇا انهن کي ف٣٠٠ ڏسڻ ۾ نٿو اچي ته هر سال هڪ ڀيرو يا ٻه ڀيرا آزمائش

مَرَّتَيْنِ ثُمَّ لَا يَتُوبُونَ وَلَا هُمْ يَذَّكَّرُونَ ﴿١٢٦﴾ وَإِذَا مَا أُنزِلَتْ

۾ ڦاسندا آهن ف٣٠١ پوءِ نه ته توبهه ڪندا آهن ۽ نه نصيحت پرائين ٿا . ۽ جڏهن ڪا سورت

سُورَةٌ نَّظَرَ بَعْضُهُمْ إِلَىٰ بَعْضٍ هَلْ يَرَاكُم مِّنْ أَحَدٍ ثُمَّ

لهي ٿي ته انهن مان هڪڙا ٻين ڏانهن نهارڻ لڳندا آهن ف٣٠٢ ته توهان کي ڪو ڏسي ته نٿو ف٣٠٣ پوءِ

انصَرَفُوا ۚ صَرَفَ اللَّهُ قُلُوبَهُم بِأَنَّهُمْ قَوْمٌ لَّا يَفْقَهُونَ ﴿١٢٧﴾

مُڙندا آهن ف٣٠٤ الله انهن جون دليون ڦيرائي ڇڏيون ف٣٠٥ جو اهي بي سمجهه قوم آهن ف٣٠٦

لَقَدْ جَاءَكُمْ رَسُولٌ مِّنْ أَنفُسِكُمْ عَزِيزٌ عَلَيْهِ مَا عَنِتُّمْ

بيشڪ توهان وٽ تشريف وٺي آيو توهان منجهان اهو رسول ف٣٠٧ جنهن کي توهان جي تڪليف ڏاڍي ڏکي لڳندي آهي

حَرِيصٌ عَلَيْكُم بِالْمُؤْمِنِينَ رَءُوفٌ رَّحِيمٌ ﴿١٢٨﴾ فَإِن تَوَلَّوْا

توهان جي ڀلائي جو سختي سان چاهيندڙ مسلمانن تي شفقت فرمائيندڙ مهربان آهي ف٣٠٨ پوءِ جي اهي منهن

فَقُلْ حَسْبِيَ اللَّهُ لَا إِلَٰهَ إِلَّا هُوَ ۖ عَلَيْهِ تَوَكَّلْتُ ۖ وَهُوَ رَبُّ

ڦيرين ف٣٠٩ ته توهان فرمايو مون کي الله ڪافي آهي ان کان سواءِ ڪوبه عبادت جي لائق نه آهي مون انهي تي ڀروسو ڪيو ۽

الْعَرْشِ الْعَظِيمِ ﴿١٢٩﴾

اهو وڏي عرش جو مالڪ آهي. ف٣١٠

سُورَةُ يُونُسَ ١٠ مَكِّيَّةٌ ٥١ | بِسْمِ اللَّهِ الرَّحْمَٰنِ الرَّحِيمِ | آيَاتُهَا ١٠٩ رُكُوعَاتُهَا ١١

سورة يونس مڪي ۾ نازل ٿي هن ۾ الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١ ١٠٩ آيتون ۽ ١١ رڪوع آهن

الر ۚ تِلْكَ آيَاتُ الْكِتَابِ الْحَكِيمِ ﴿١﴾ أَكَانَ لِلنَّاسِ عَجَبًا أَنْ

هي حڪمت واري ڪتاب جون آيتون آهن . ڇا ماڻهن کي هن ڳالهه تي عجب لڳو ته اسان انهن



ف٢٩٨ شڪ ۽ نفاق جو.

ف٢٩٩ ته جيترو اڳي نازل ٿيو هو، انهيءَ جي انڪار جي وبال ۾ گرفتار هيا. هاڻي جيڪو وڌيڪ نازل ٿيو، تنهن جي انڪار جي خرابي ۾ به مبتلا ٿيا.

ف٣٠٠ يعني منافقن کي.

ف٣٠١ مرضن، سختين ۽ ڏُڪر وغيره سان گڏ.

ف٣٠٢ ۽ اکين سان پڇي نڪرڻ جو اشارو ڪري ٿو ۽ چوي ٿو.

ف٣٠٣ جيڪڏهن ڏٺو ويو ته ويهي ويا ورنه نڪري ويا.

ف٣٠٤ ڪفر جي طرف.

ف٣٠٥ ان سبب کان.

ف٣٠٦ پنهنجي نفعي ۽ نقصان کي نٿا سوچين.

ف٣٠٧ محبوب مُحَمَّد مصطفىٰ احمد مجتبىٰ صلى الله عليه وسلم جن عربي قريشي، جن جي حسب نسب کي توهان خوب ڄاڻو ٿا، جو توهان ۾ سڀني کان عالي نسب آهن ۽ توهان انهن جي صدق وامانت، زهد وتقوىٰ طهارت وتقدس ۽ اخلاق حميده کي به خوب ڄاڻو ٿا ۽ هڪ قراءة ۾ اَنْفَسِكُمْ "ف" جي زبر سان آيو آهي، تنهن جي معنىٰ آهي ته توهان ۾ سڀني کان نفيس ترين شرف وارا ۽ افضل آهن. هن آيت ڪريمه ۾ محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي تشريف آوري يعني سندن ميلاد مبارڪ جو بيان آهي. ترمذي جي حديث مان به ثابت آهي ته سيد عالم محبوب مڪرم صلى الله عليه وسلم جن پنهنجي پيدائش جو بيان قيام ڪري فرمايو. مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته محفل ميلاد جو اصل قرآن ۽ حديث مان ثابت آهي.

ف٣٠٨ هن آيت ۾ الله تبارڪ وتعالىٰ پنهنجي حبيب صلى الله عليه وسلم جن کي پنهنجن ٻن نالن سان مُشرف فرمايو. اها ڪمال تڪريم آهي هن محبوب سرور انور صلى الله عليه وسلم جن جي.

ع ١٦ ٧ ٥

ف٣٠٩ يعني منافق ۽ ڪافر توهان تي ايمان آڻڻ کان منهن موڙين.

ف٣١٠ حاڪم، مستدرڪ ۾ ابي بن ڪعب کان هڪ حديث روايت ڪئي آهي ته لَقَدْ جَاءَكُمْ کان سورة جي پڇاڙي تائين ٻئي آيتون قرآن ڪريم ۾ سڀني کان پوءِ نازل ٿيون.

ف١ سُورة يونس، مڪي آهي، ٽن آيتن کان سواءِ فَإِن كُنتَ فِي شَكٍّ کان. هن ۾ يارهن رڪوع، هڪ سؤ نو آيتون، هڪ هزار اٺ سؤ ٽيهه ڪلما ۽ نو هزار نوانوي حرف آهن.

اَوْحَيْنَآ اِلٰى رَجُلٍ مِّنْهُمْ اَنْ اَنْذِرِ النَّاسَ وَ بَشِّرِ الَّذِيْنَ

منجهان هڪڙي مرد جي طرف وحي موڪليو ته ماڻهن کي ديڄار ۽ ايمان وارن کي خوشخبري

اٰمَنُوْٓا اَنَّ لَهُمْ قَدَمَ صِدْقٍ عِنْدَ رَبِّهِمْ ؕ قَالَ الْكٰفِرُوْنَ

ڏي جو انهن جي واسطي سندن رب وٽ سچ جو مقام آهي ٢ ڪافرن چيو بيشڪ

اِنَّ هٰذَا لَسٰحِرٌ مُّبِيْنٌ ۝٢ اِنَّ رَبَّكُمُ اللّٰهُ الَّذِيْ خَلَقَ

هي ته کليو کلايو جادوگر آهي. ف٣ بيشڪ توهان جو رب الله آهي جنهن آسمان

السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ فِيْ سِتَّةِ اَيَّامٍ ثُمَّ اسْتَوٰى عَلَى الْعَرْشِ

۽ زمين ڇهن ڏينهن ۾ ٺاهيا پوءِ عرش تي استوا فرمايائين جيئن ان جي شان جي لائق آهي هر ڪم جي

يُدَبِّرُ الْاَمْرَ ؕ مَا مِنْ شَفِيْعٍ اِلَّا مِنْۢ بَعْدِ اِذْنِهٖ ؕ ذٰلِكُمُ اللّٰهُ رَبُّكُمْ

تدبير فرمائي ٿو ف٤ ڪو به سفارشي نه آهي مگر سندس اجازت کان پوءِ ف٥ هي آهي الله توهان جو رب ف٦

فَاعْبُدُوْهُ ؕ اَفَلَا تَذَكَّرُوْنَ ۝٣ اِلَيْهِ مَرْجِعُكُمْ جَمِيْعًا ؕ وَعْدَ اللّٰهِ

پوءِ ان جي عبادت ڪيو پوءِ ڇا توهان ڌيان نه ڏيندؤ. توهان سمورن کي انهي جي ئي طرف موٽڻو آهي ف٧ الله جو

حَقًّا ؕ اِنَّهٗ يَبْدَؤُا الْخَلْقَ ثُمَّ يُعِيْدُهٗ لِيَجْزِيَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَ

سچو واعدو بيشڪ اهو پهريون ڀيرو پيدا ڪري ٿو، فنا کان پوءِ ٻيهر ٻيو ڀيرو پيدا ڪندو ف٨ جيئن صلو ڏئي انهن کي جن ايمان آندو

عَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ بِالْقِسْطِ ؕ وَالَّذِيْنَ كَفَرُوْا لَهُمْ شَرَابٌ مِّنْ

۽ چڱا ڪم ڪيائون انصاف سان ف٨ ۽ ڪافرن جي پيئڻ جي واسطي ٽهڪندڙ پاڻي

حَمِيْمٍ وَّعَذَابٌ اَلِيْمٌ ۢ بِمَا كَانُوْا يَكْفُرُوْنَ ۝٤ هُوَ الَّذِيْ جَعَلَ

۽ دردناڪ عذاب آهي انهن جي ڪفر جو بدلو. اهو ئي آهي جنهن سج کي

الشَّمْسَ ضِيَآءً وَّالْقَمَرَ نُوْرًا وَّقَدَّرَهٗ مَنَازِلَ لِتَعْلَمُوْا عَدَدَ

جڳ روشن ڪندڙ بنايو ۽ چنڊ چمڪندڙ ۽ ان جي واسطي منزل مقرر فرمايائين ف٩ جيئن توهان سالن جي ڳڻپ ۽

السِّنِيْنَ وَالْحِسَابَ ؕ مَا خَلَقَ اللّٰهُ ذٰلِكَ اِلَّا بِالْحَقِّ ۚ يُفَصِّلُ

ف١٠ حساب جو علم رکو، الله اهو سمورو پيدا نه ڪيو مگر حق سان ف١١ نشانيون تفصيل وار

الْاٰيٰتِ لِقَوْمٍ يَّعْلَمُوْنَ ۝٥ اِنَّ فِي اخْتِلَافِ الَّيْلِ وَالنَّهَارِ وَمَا

بيان فرمائي ٿو علم وارن جي واسطي. ف١٢ بيشڪ رات ۽ ڏينهن بدلجي اچڻ ۽ جو ڪجهه



ف٢ شان نزول :- حضرت ابن عباس رضی اللہ تعالیٰ عنهما فرمايو جڏهن الله تبارڪ وتعالیٰ محبوب سردار عالم صلى الله عليه وسلم جن کي رسالت سان مشرف فرمايو ۽ پاڻ ان جو اظهار ڪيائون. تڏهن عرب انڪاري ٿي ويا ۽ انهن مان ڪن هي چيو ته الله تعالیٰ ان کان برتر آهي، جو ڪنهن بشر کي رسول بڻائي. ان تي هي آيتون نازل ٿيون.

وقف النبي صلى الله عليه وسلم

ف٣ ڪافرن پهريائين ته بشر جو رسول هجڻ قابل تعجب ۽ انڪار قرار ڏنو پوءِ جڏهن حضور محبوب ڪريم جن جا معجزا ڏٺائون ۽ يقين ٿيو ته هي بشر جي طاقت کان بالاتر آهن، تڏهن ڪين جادوگر چيائون. انهن جي اها دعویٰ ته ڪوڙي ۽ باطل آهي مگر هن ۾ محبوب سائين جن جي ڪمال ۽ پنهنجي عجز جو اعتراف لڪل وڃي ٿو.

ف٤ يعني سموري مخلوق جي امور جي حڪمت اقتضا موجب سرانجام فرمائي ٿو.

ف٥ هن ۾ بت پرستن جي ان قول جو رد آهي ته بت سندن شفاعت ڪندا. انهن کي ٻڌايو ويو ته شفاعت ماذونين (اجازت ڏنلن) کان سواءِ ڪو به نه ڪندو ۽ ماذون صرف ان جا مقبول ٻانها ٿيندا.

ف٦ جيڪو آسمان ۽ زمين جو خالق ۽ سڀني امورن جو مدبر آهي. ان کان سواءِ ڪو معبود نه آهي. فقط اهوئي عبادت جي لائق آهي.

ف٧ قيامت جي ڏينهن ۽ اهوئي آهي.

ف٨ هن آيت ۾ حشر-نشر ۽ معاد جو بيان ۽ منڪرن جو رد آهي ۽ ان تي نهايت سهڻي انداز ۾ دليل قائم فرمايو ويو آهي ته اهو پهريئن ڀيري ٺاهي ٿو ۽ مرڪب عنصرن کي پيدا ڪري ۽ ترڪيب ڏئي ٿو ته پوءِ موت سان متفرق ۽ منتشر ٿيڻ کان پوءِ انهن کي وري ٻيهر ترڪيب ڏيڻ ۽ نهيل انسان کي فنا ڪرڻ کان پوءِ وري ٻيهر ٺاهڻ ۽ اهائي جان، جيڪا اُن بدن سان متعلق هئي، اُن کي اُن بدن جي درستي کان پوءِ وري انهيءَ بدن سان متعلق ڪرڻ ان جي قدرت کان ڪهڙو پري آهي ۽ ان ٻيهر پيدا ڪرڻ جو مقصد عملن جي جزا يعني تابعدار کي ثواب ۽ نافرمان کي عذاب ڏيڻ آهي.

ف٩ اٺاويهه منزلون، جيڪي ٻارهن برجن تي منقسم آهن. هر برج جي لاءِ اڍائي منزلون آهن. چنڊ هر رات هڪ منزل ۾ رهي ٿو ۽ مهينو ٽيهن ڏينهن جو هجي ته ٻه راتيون، ورنه هڪ رات لڪي ٿو.

ف١٠ مهينن، ڏينهن ۽ گهڙين جو.

ف١١ جوان سان ان جي قدرت ۽ سندس وحدانيت جا دليل ظاهر ٿين. ف١٢ ته انهن ۾ غور ڪري نفعو حاصل ڪن.

خَلَقَ اللّٰهُ فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ لَاٰيٰتٍ لِّقَوْمٍ يَّتَّقُوْنَ ۞ اِنَّ

الله آسمانن ۽ زمين ۾ پيدا ڪيو انهن ۾ نشانيون آهن تقوىٰ وارن جي واسطي. بيشڪ

الَّذِيْنَ لَا يَرْجُوْنَ لِقَآءَنَا وَرَضُوْا بِالْحَيٰوةِ الدُّنْيَا وَاطْمَاَنُّوْا

جيڪي اسان سان ملڻ جي اميد نٿا رکن ف١٣ ۽ دُنيا جي حياتيءَ پسند ڪري ويٺا، ان تي مطمئن ٿي ويا

بِهَا وَالَّذِيْنَ هُمْ عَنْ اٰيٰتِنَا غٰفِلُوْنَ ۞ اُولٰٓئِكَ مَاْوٰىهُمُ النَّارُ

ف١٤ ۽ جيڪي اسان جي آيتن کان غفلت اختيار ڪن ٿا. ف١٥ انهن ماڻهن جو ٺڪاڻو دوزخ آهي

بِمَا كَانُوْا يَكْسِبُوْنَ ۞ اِنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ

انهن جي ڪرتوتن جو بدلو. بيشڪ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا

يَهْدِيْهِمْ رَبُّهُمْ بِاِيْمَانِهِمْ ۚ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهِمُ الْاَنْهٰرُ فِيْ

انهن جو رب انهن جي ايمان سبب کين هدايت ڏيندو ف١٦ انهن جي هيٺان نهرون وهنديون هونديون نعمت

جَنّٰتِ النَّعِيْمِ ۞ دَعْوٰىهُمْ فِيْهَا سُبْحٰنَكَ اللّٰهُمَّ وَتَحِيَّتُهُمْ فِيْهَا

جي باغن ۾. انهن جي دعا ان ۾ هيءَ هوندي ته اي الله تنهنجي پاڪائي آهي ف١٧ ۽ سندن ملاقات جي وقت

سَلٰمٌ ۚ وَاٰخِرُ دَعْوٰىهُمْ اَنِ الْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ۞ وَلَوْ

خوشي جو پهريون بول سلام آهي ف١٨ ۽ انهن جي دعا جو خاتمو هي ته سمورين تعريفون الله جي واسطي جيڪو رب آهي سمورن جهانن جو ف١٩

يُعَجِّلُ اللّٰهُ لِلنَّاسِ الشَّرَّ اسْتِعْجَالَهُمْ بِالْخَيْرِ لَقُضِيَ اِلَيْهِمْ

۽ جيڪڏهن الله ماڻهن تي برائي ايئن ئي جلد موڪلي ها جيئن اهي ڀلائي جي جلدي ڪندا آهن ته انهن جي وعدي جو وقت پورو ٿي چڪو

اَجَلُهُمْ ۭ فَنَذَرُ الَّذِيْنَ لَا يَرْجُوْنَ لِقَآءَنَا فِيْ طُغْيَانِهِمْ يَعْمَهُوْنَ ۞

هجي ها ف٢٠ پوءِ اسان ڇڏي ڏيون ٿا انهن کي جيڪي اسان سان ملڻ جي اميد نٿا رکن جو پنهنجي سرڪشي ۾ ڀٽڪندا رهن ف٢١

وَاِذَا مَسَّ الْاِنْسَانَ الضُّرُّ دَعَانَا لِجَنْۢبِهٖٓ اَوْ قَاعِدًا اَوْ قَآئِمًا ۚ

جڏهن انسان کي ف٢٢ تڪليف پهچندي آهي ته اسان کي پڪاريندو آهي، سُتي ۽ ويٺي ۽ بيٺي ف٢٣ پوءِ جڏهن

فَلَمَّا كَشَفْنَا عَنْهُ ضُرَّهٗ مَرَّ كَاَنْ لَّمْ يَدْعُنَآ اِلٰى ضُرٍّ مَّسَّهٗ ۭ كَذٰلِكَ

اسان ان کان تڪليف ٽاري ڇڏيندا آهيون ته هليو ويندو آهي ف٢٤ ڄڻ ته ڪڏهن به ڪنهن تڪليف پهچڻ تي اسان کي سڏيو ئي نه هئائين اهڙي

زُيِّنَ لِلْمُسْرِفِيْنَ مَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ۞ وَلَقَدْ اَهْلَكْنَا الْقُرُوْنَ مِنْ

طرح چڱا ڪري ڏيکاريا ويا آهن حد کان لنگهندڙن کي ف٢٥ سندن ڪرتوت ف٢٦ ۽ بيشڪ اسان توهان کان اڳيون قومون هلاڪ فرمايون



ف١٣ قيامت جي ڏينهن ۽ ثواب ۽ عذاب جا قائل نه آهن.

ف١٤ ۽ هن فاني کي هميشگي واريءَ تي ترجيح ڏنائون ۽ اُن جي طلب ۾ عمر گذاريائون.

ف١٥ حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما کان روايت آهي ته هتي آيتن مان محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي ذات پاڪ ۽ قرآن شريف مراد آهن ۽ غفلت مان مُراد انهن کان منهن موڙڻ آهي.

ف١٦ جنتن جي طرف. قتادة جو قول آهي ته جڏهن مؤمن پنهنجي قبر مان نڪرندو ته ان جو عمل خوبصورت شڪل ۾ ان جي اڳيان ايندو اهو شخص چوندو ته تون ڪير آهين؟ اهو چوندو ته مان تنهنجو عمل آهيان ۽ ان جي لاءِ نور ٿيندو ۽ جنت تائين پهچائيندو ۽ ڪافر جو معاملو برعڪس ٿيندو ته اُن جو عمل بُري شڪل ۾ ظاهر ٿي ڪري اُن کي جهنم ۾ پهچائيندو.

ف١٧ يعني جنت وارا الله تعالىٰ جي تسبيح، تحميد ۽ تقديس ۾ مشغول رهندا ۽ ان جي ذڪر سان انهن کي فرحت ۽ سرور ۽ انتها درجي جي لذت حاصل ٿيندي، سُبْحَانَ الله!

ف١٨ يعني جنت وارا پاڻ ۾ هڪبئي جي تحيت ۽ تڪريم سلام سان ڪندا يا ملائڪ انهن کي تحفي طور سلام عرض ڪندا يا ملائڪ رب ڪريم عز وجل جي طرف کان انهن وٽ سلام آڻيندا.

ف١٩ انهن جي ڪلام جي شروعات الله تعالىٰ جي تعظيم ۽ پاڪائي سان هوندي ۽ ڪلام جي انتها ان جي حمد ۽ ثنا تي هوندي.

ف٢٠ يعني جيڪڏهن الله تعالىٰ ماڻهن جون بددعائون. جيئن اهي غضب رکاڻ جي وقت پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجي اهل، اولاد ۽ مال جي لاءِ ڪن ٿا ۽ چون ٿا اسان هلاڪ ٿي وڃون، خدا اسان کي تباهه ڪري، برباد ڪري ۽ اهڙا ئي ڪلما پنهنجي اولاد ۽ مائٽن جي واسطي چئي وڃن ٿا. جنهن کي هندي ۾ ڪوسنا (بددعا ڏيڻ) چوندا آهن. جيڪڏهن اها دعا جلدي قبول ڪئي وڃي ها (جهڙي جلدي اهي خير جي دُعا قبول ٿيڻ ۾ گهرن ٿا) ته انهن ماڻهن جو خاتمو ٿي چڪو هجي ها ۽ اُهي ڪڏهن جا هلاڪ ٿي چڪا هُجن ها. پر الله تبارڪ وتعالىٰ پنهنجي ڪرم سان خير جي دُعا قبول فرمائڻ ۾ جلدي ڪري ٿو. بددُعا جي قبوليت ۾ نه. اها ان جي رحمت آهي.

شان نزول:- نضر بن حارث چيو هو يارب! جيڪڏهن هيءَ دين اسلام تو وٽ حق آهي ته پوءِ اسان جي مٿان آسمان مان پٿر وساءِ. ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي ۽ ٻڌايو ويو ته جيڪڏهن الله تعالىٰ ڪافرن جي لاءِ عذاب ۾ جلدي فرمائي ها جيئن انهن جي لاءِ مال ۽ اولاد وغيره دُنيا جي ڀلائي ڏيڻ ۾ جلدي فرمايائين ته پوءِ اهي سڀ هلاڪ ٿي چڪا هُجن ها. ف٢١ ۽ اسان انهن کي مُهلت ڏيون ٿا ۽ انهن جي عذاب ۾ جلدي نٿا فرمايون.

ف٢٢ هتي ماڻهوءَ مان ڪافر مراد آهن. ف٢٣ هرحال ۾ ۽ جيستائين سندس تڪليف ختم نه ٿئي، دُعا ۾ مشغول رهي ٿو. ف٢٤ پنهنجي پهرئين طريقي تي ۽ اها ئي ڪفر جي وات اختيار ڪري ٿو ۽ تڪليف جي وقت کي وساري ڇڏي ٿو. ف٢٥ يعني ڪافرن کي. ف٢٦ مقصد هيءُ آهي ته انسان مصيبت جي وقت گهڻو ئي بي صبر ۽ راحت جي وقت نهايت ناشڪر. جڏهن تڪليف پهچيس ٿي ته، اُٿي، ويٺي، سُتي هرحال ۾ دُعا گهري ٿو. جڏهن الله تعالىٰ تڪليف دور ڪري ڇڏيس ٿو، تڏهن شڪر بجا نٿو آڻي ۽ پنهنجي پهرين حالت تي موٽي وڃي ٿو. هيءُ غافل جو حال آهي. مؤمن عاقل جو حال ان جي خلاف آهي. اهو مصيبت ۽ تڪليف تي صبر ڪري ٿو. راحت ۽ آرام ۾ شڪر ڪري ٿو. تڪليف ۽ راحت جي مڙني حالن ۾ الله تعالىٰ جي حضور ۾ عاجزي سان زاري ۽ دُعا ڪري ٿو ۽ هڪ مقام ان کان به اعلىٰ آهي. جيڪو مومنن ۾ به مخصوص ٻانهن کي حاصل آهي ته جڏهن ڪا مصيبت ۽ تڪليف اچي ٿي ان تي صبر ڪن ٿا. قضاء الاهي تي دل سان راضي رهن ٿا ۽ سمورن حالن تي شڪر ڪن ٿا. ف٢٧ يعني اُمتون.

قَبْلِكُمْ لَمَّا ظَلَمُوْا وَجَآءَتْهُمْ رُسُلُهُمْ بِالْبَيِّنٰتِ وَمَا كَانُوْا

ڇڏيون، جڏهن اهي ڪُفر ۾ لنگهي ويا و٢٨ ۽ انهن جا رسول وٽن روشن دليل وٺي آيا و٢٩ ۽ اهي ايمان آڻڻ

لِيُؤْمِنُوْا ؕ كَذٰلِكَ نَجْزِى الْقَوْمَ الْمُجْرِمِيْنَ ﴿١٣﴾ ثُمَّ جَعَلْنٰكُمْ

وارا ئي نه هئا. اسان ايئن ئي بدلو ڏيندا آهيون مجرمن کي. پوءِ اسان انهن کان بعد

خَلٰٓئِفَ فِى الْاَرْضِ مِنْۢ بَعْدِهِمْ لِنَنْظُرَ كَيْفَ تَعْمَلُوْنَ ﴿١٤﴾ وَاِذَا

توهان کي زمين ۾ خليفو (جاءِ نشين) مقرر ڪيو جيئن ڏسون ته توهان ڪهڙا ڪم ٿا ڪريو. و٣٠ جڏهن انهن

تُتْلٰى عَلَيْهِمْ اٰيَاتُنَا بَيِّنٰتٍ ۙ قَالَ الَّذِيْنَ لَا يَرْجُوْنَ لِقَآءَنَا ائْتِ

تي اسان جون روشن آيتون و٣١ پڙهيون وينديون آهن ته چوڻ لڳندا آهن اهي جن کي اسان سان ملڻ جي اميد نه آهي و٣٢ هن کان سواءِ

بِقُرْاٰنٍ غَيْرِ هٰذَآ اَوْ بَدِّلْهُ ؕ قُلْ مَا يَكُوْنُ لِىْٓ اَنْ اُبَدِّلَهٗ مِنْ

ٻيو قرآن وٺي آءُ و٣٣ يا هن کي مٽائي ڇڏ و٣٤ تون فرماءِ مون کي حق نه ٿو پهچي جو مان ان کي پنهنجي طرفان

تِلْقَآئِ نَفْسِىْ ۚ اِنْ اَتَّبِعُ اِلَّا مَا يُوْحٰٓى اِلَىَّ ۚ اِنِّىْٓ اَخَافُ اِنْ

مٽايان مان ان جو تابع آهيان جيڪو منهنجي طرف وحي ٿيندو آهي و٣٥ مان جيڪڏهن پنهنجي رب جي نافرماني ڪريان

عَصَيْتُ رَبِّىْ عَذَابَ يَوْمٍ عَظِيْمٍ ﴿١٥﴾ قُلْ لَّوْ شَآءَ اللّٰهُ مَا تَلَوْتُهٗ

و٣٦ ته مون کي وڏي ڏينهن جي عذاب جو خوف آهي و٣٧ تون فرماءِ جيڪڏهن الله گهري ها ته مان ان کي توهان تي نه پڙهان ها

عَلَيْكُمْ وَلَآ اَدْرٰىكُمْ بِهٖ ۖ فَقَدْ لَبِثْتُ فِيْكُمْ عُمُرًا مِّنْ قَبْلِهٖ ؕ اَفَلَا

نه اهو توهان کي ان بابت خبردار ڪري ها و٣٨ پوءِ بيشڪ مان ان کان اڳ توهان ۾ پنهنجي عمر جو گهڻو حصو گذاري چڪو آهيان و٣٩

تَعْقِلُوْنَ ﴿١٦﴾ فَمَنْ اَظْلَمُ مِمَّنِ افْتَرٰى عَلَى اللّٰهِ كَذِبًا اَوْ كَذَّبَ

پوءِ ڇا توهان کي عقل نه آهي. و٤٠ پوءِ ان کان وڌيڪ ظالم ڪير آهي جيڪو الله تي ڪوڙ گهڙي و٤١ يا ان

بِاٰيٰتِهٖ ؕ اِنَّهٗ لَا يُفْلِحُ الْمُجْرِمُوْنَ ﴿١٧﴾ وَيَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ

جي آيتن کي ڪوڙو سمجهي بيشڪ ڏوهارين جي واسطي ڀلائي نه ٿيندي. ۽ الله کان سواءِ اهڙين شين و٤٢

مَا لَا يَضُرُّهُمْ وَلَا يَنْفَعُهُمْ وَيَقُوْلُوْنَ هٰٓؤُلَآءِ شُفَعَآؤُنَا عِنْدَ

جي پوڄا ڪن ٿا جيڪي نه نقصان ڏيئي سگهن ۽ نه ئي فائدو پهچائي سگهن ۽ چون ٿا ته هي ته الله وٽ اسان جا سفارشي آهن

اللّٰهِ ؕ قُلْ اَتُنَبِّئُوْنَ اللّٰهَ بِمَا لَا يَعْلَمُ فِى السَّمٰوٰتِ وَلَا فِى

و٤٣ تون فرماءِ ڇا! توهان الله کي اها ڳالهه ٻڌايو ٿا جيڪا ان جي علم ۾ نه آسمانن ۾ آهي ۽ نه زمين

و٢٨ ۽ ڪفر ۾ مبتلا ٿيا.

و٢٩ جيڪي انهن جي صدق جا گهڻا واضح دليل هئا. پر انهن نه ڇيو ۽ نبين سڳورن جي تصديق نه ڪيائون.

و٣٠ ته جيئن توهان سان توهان جي عمل جي لائق معاملو فرمائين.

و٣١ جن ۾ اسان جي توحيد ۽ بُت پرستي جي بُرائي ۽ بُت پرستن جي سزا جو بيان آهي.

و٣٢ ۽ آخرت تي ايمان نه ٿا رکن.

و٣٣ جنهن ۾ بُتن جي بُرائي نه هجي.

و٣٤ شان نزول:- ڪافرن جي هڪ جماعت نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ حاضر ٿي چيو ته جيڪڏهن توهان گهرو ٿا ته اسان توهان تي ايمان آڻيون ته پوءِ توهان ان قرآن کان سواءِ ٻيو قرآن آڻيو جنهن ۾ لات، عزىٰ، منات وغيره بُتن جي بُرائي ۽ انهن جي عبادت ڇڏڻ جو حڪم نه هجي ۽ جيڪڏهن الله تعالىٰ اهڙو قرآن نازل نه ڪري ته پوءِ توهان پنهنجي طرف کان ناهيو يا انهيءَ قرآن کي تبديل ڪري اسان جي مرضي جي مطابق ڪري ڇڏيو ته اسان ايمان آڻينداسون.

انهن جو اهو ڪلام يا ته مسخري ۽ ٺٺولي جي طريقي سان هو يا انهن تجربي ۽ امتحان جي لاءِ ايئن چيو هو ته جيڪڏهن هي ٻيو قرآن ناهن يا ان کي مٽائين ته پوءِ ثابت ٿي ويندو ته قرآن ڪلامِ رباني نه آهي. الله تعالىٰ پنهنجي حبيب ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کي حڪم ڏنو ته ان جو هي جواب ڏيو. جيڪو آيت ۾ ذڪر ٿيئي ٿو.

و٣٥ مان اُن ۾ ڪا تبديلي، ڪمي بيشي نه ٿو ڪري سگهان. هي منهنجو ڪلام نه آهي، ڪلامِ الاهي آهي.

و٣٦ يا ان جي ڪتاب جي حُڪمن کي مَٽايان.

و٣٧ ۽ ٻيو قرآن ناهڻ انسان جي قدرت کان ٻاهر آهي ۽ مخلوق جو ان کان عاجز هجڻ خُوب ظاهر ٿي چُڪو.

و٣٨ يعني ان جي تلاوت صرف الله تعالىٰ جي مرضي خاطر آهي.

و٣٩ ۽ چاليهه سال توهان ۾ رهيو آهيان. ان زماني ۾ توهان وٽ ڪجهه نه آندو، مان توهان کي ڪجهه نه ٻُڌايم. توهان منهنجي حالات جو خوب مشاهدو ڪيو آهي، مان ڪنهن کان هڪ حرف به نه پڙهيو. ڪنهن ڪتاب جو مطالعو نه ڪيو. ان کان پوءِ هي عظيم ڪتاب آندو، جنهن جي اڳيان هر فصيح ڪلام پوئتي ۽ بي حقيقت ٿي ويو. هن ڪتاب ۾ نفيس علم آهن اصول ۽ فروع جو بيان آهي. احڪام ۽ آداب ۾ سهڻي اخلاق جي تعليم آهي. غيبي خبرون آهن. هن جي فصاحت ۽ بلاغت ملڪ جي سمورن فصيحن ۽ بليغن کي عاجز ڪري ڇڏيو آهي هر سليم عقل واري جي لاءِ هيءَ ڳالهه سج کان وڌيڪ روشن ٿي وئي آهي ته اهو الله تعالىٰ جي وحي کان سواءِ ممڪن ئي نه آهي. و٤٠ جو ايترو سمجهي سگهو ٿا ته قرآن شريف الله تعالىٰ جي طرف کان آهي. مخلوق جي قدرت ۾ نه آهي ته ان جو مثال ناهي سگهي. و٤١ ان جي لاءِ شريڪ ٻُڌائي. و٤٢ بُت. و٤٣ يعني دنيوي اُمور ۾، جو ته آخرت ۾ مرڻ کان پوءِ اُٿڻ جو ته اهي عقيدو ئي نه ٿا رکن.

الْاَرْضِ ؕ سُبْحٰنَهٗ وَتَعٰلٰى عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ﴿۱۸﴾ وَمَا كَانَ النَّاسُ اِلَّاۤ اُمَّةً

۾ وڪ ان جي پاڪائي آهي ۽ اهو بلند آهي انهن جي شرڪ کان . ۽ ماڻهو هڪ ئي اُمت

وَّاحِدَةً فَاخْتَلَفُوْا ؕ وَلَوْلَا كَلِمَةٌ سَبَقَتْ مِنْ رَّبِّكَ لَقُضِيَ

هُئا وڪ پوءِ مختلف ٿيا ۽ جيڪڏهن تنهنجي رب جي طرف کان هڪڙي ڳالهه اڳي ٿيل نه هجي ها وڪ

بَيْنَهُمْ فِيْمَا فِيْهِ يَخْتَلِفُوْنَ ﴿۱۹﴾ وَيَقُوْلُوْنَ لَوْلَاۤ اُنْزِلَ عَلَيْهِ اٰيَةٌ

ته اتي ئي انهن جي اختلافن جو فيصلو انهن جي خلاف ٿي چڪو هجي ها . وڪ ۽ چون ٿا انهن تي سندن رب جي

مِّنْ رَّبِّهٖ ۚ فَقُلْ اِنَّمَا الْغَيْبُ لِلّٰهِ فَانْتَظِرُوْا ۚ اِنِّیْ مَعَكُمْ مِّنَ

طرفان ڪا نشاني ڇو نه لٿي وڪ تون فرماءِ غيب ته الله جي واسطي آهي پوءِ توهان انتظار ڪريو مان به توهان سان

الْمُنْتَظِرِيْنَ ﴿۲۰﴾ وَاِذَاۤ اَذَقْنَا النَّاسَ رَحْمَةً مِّنْۢ بَعْدِ ضَرَّآءَ مَسَّتْهُمْ

گڏ انتظار ڪريان ٿو . ۽ جڏهن اسان ماڻهن کي رحمت جو مزو چکائيندا آهيون تڪليف کان پوءِ جيڪا انهن کي پهتي

اِذَا لَهُمْ مَّكْرٌ فِیْۤ اٰيَاتِنَا ؕ قُلِ اللّٰهُ اَسْرَعُ مَكْرًا ؕ اِنَّ رُسُلَنَا يَكْتُبُوْنَ

هُئي ، تڏهن اهي اسان جي آيتن جي خلاف سازش شروع ڪندا آهن وڪ ، تون فرماءِ الله جي مخفي تدبير سڀ کان تکڙي آهي وڪ

مَا تَمْكُرُوْنَ ﴿۲۱﴾ هُوَ الَّذِیْ يُسَيِّرُكُمْ فِی الْبَرِّ وَالْبَحْرِ ؕ حَتّٰۤى اِذَا كُنْتُمْ

بيشڪ اسان جا ملائڪ توهان جي سازش لکي رهيا آهن . وڪ اهو ئي آهي جيڪو توهان کي خشڪي ۽ بحري رستن ۾ سير ڪرائي ٿو ، وڪ

فِی الْفُلْكِ ۚ وَجَرَيْنَ بِهِمْ بِرِيْحٍ طَيِّبَةٍ وَّفَرِحُوْا بِهَا جَآءَتْهَا رِيْحٌ

ايستائين جو توهان ٻيڙن ۾ آهيو ۽ اهي وڪ مناسب هوا سان انهن کي وٺي هلن ۽ هي ان تي خوش ٿين

عَاصِفٌ وَّجَآءَهُمُ الْمَوْجُ مِنْ كُلِّ مَكَانٍ وَّظَنُّوْۤا اَنَّهُمْ اُحِيْطَ

وڪ انهن تي طوفان جو جهلڪو آيو ۽ هر طرف کان موجن اچي انهن کي گهيريو ۽ انهن کي محسوس ٿيو ته اسان

بِهِمْ ۙ دَعَوُا اللّٰهَ مُخْلِصِيْنَ لَهُ الدِّيْنَ ۚ لَئِنْ اَنْجَيْتَنَا مِنْ هٰذِهٖ

گهيري ۾ آهيون ، ان وقت الله کي پڪارين ٿا نِجا اُن جا ٻانها ٿي ڪري ، جيڪڏهن تون اسان کي هن

لَنَكُوْنَنَّ مِنَ الشّٰكِرِيْنَ ﴿۲۲﴾ فَلَمَّاۤ اَنْجٰىهُمْ اِذَا هُمْ يَبْغُوْنَ فِی الْاَرْضِ

کان ڇوٽڪارو ڏيندين ته اسان ضرور شڪرگذار ٿيندا اسين . وڪ پوءِ جڏهن الله انهن کي بچائي ٿو تڏهن وري

بِغَيْرِ الْحَقِّ ؕ يٰۤاَيُّهَا النَّاسُ اِنَّمَا بَغْيُكُمْ عَلٰۤى اَنْفُسِكُمْ ۙ مَّتَاعَ

زمين ۾ ناحق سرڪشي ڪرڻ لڳندا آهن وڪ اي انسانو! توهان جي سرڪشي توهان جي واسطي ئي وبال آهي ، دنيا جي



وڪ٤٤ يعني ان جو وجود ئي نه آهي ، ڇو ته جيڪا شيءِ موجود آهي ، سا ضرور الله جي علم ۾ آهي .

وڪ٤٥ هڪ دين اسلام تي . جيئن حضرت آدم عليه السلام جي زماني ۾ قابيل جو هابيل کي قتل ڪرڻ جي وقت تائين حضرت آدم عليه السلام ۽ سندس اولاد هڪ ئي دين تي هُئا . ان کان پوءِ انهن ۾ اختلاف ٿيو ۽ هڪ قول هيءُ آهي ته حضرت نوح عليه السلام جي زماني تائين هڪ دين تي رهيا ، پوءِ اختلاف پيدا ٿيو ته حضرت نوح عليه السّلام مبعوث فرمايو ويو . هڪ (ٻيو) قول هي آهي ته حضرت نوح عليه السلام جي ٻيڙيءَ مان لهڻ جي وقت ماڻهو هڪ دين اسلام تي هُئا . هڪ (ٽيون) قول هي آهي ته حضرت ابراهيم عليه السلام جي زماني کان سڀ ماڻهو هڪ دين تي هُئا ايستائين جو عمرو بن لحيَ دين کي تبديل ڪيو . ان تقدير تي اَلنَّاسُ مان مراد خاص عرب ٿيندا . هڪ (چوٿون) قول هي آهي ته ماڻهو هڪ دين تي هُئا يعني ڪفر تي . پوءِ الله تعالیٰ نبين سڳورن کي موڪليو ته پوءِ انهن مان ڪن ايمان آندو ۽ ڪن عالمن چيو ته معنیٰ هيءَ آهي ته ماڻهو پهرين پيدائش ۾ فطرتِ سليمه تي هُئا پوءِ انهن ۾ اختلاف ٿيا . حديث شريف ۾ آهي ته هر ٻار فطرت تي پيدا ٿئي ٿو ، پوءِ سندس والدين ان کي يهودي بڻائين ٿا نصراني بڻائين ٿا يا مجوسي بڻائين ٿا ۽ حديث شريف ۾ فطرت مان فطرت اسلام مراد آهي .

ع ٢ ٧

وڪ٤٦ ۽ هر اُمت لاءِ هڪ مقرر وقت معين نه ڪيو ويو هجي ها يا عملن جي جزا قيامت تائين مؤخر نه فرمائي وئي هجي ها .

وڪ٤٧ عذاب جي نزول سان .

وڪ٤٨ باطل وارن جو طريقو آهي ته جڏهن انهن جي خلاف مضبوط دليل قائم ٿيندو آهي ۽ اهي جواب کان عاجز ٿي ويندا آهن ، تڏهن ان دليل جو ذڪر اهڙيءَ طرح ڇڏي ڏيندا آهن ، ڄڻ ته اهو پيش ئي نه ٿيو ۽ هي چوندا آهن ته دليل آڻيو ته جيئن ٻڌڻ وارا هن مغالطي ۾ پئجي وڃن ته انهن جي مقابلي ۾ اڃا تائين ڪو دليل ئي قائم نه ڪيو ويو آهي . اهڙيءَ طرح ڪافرن ، محبوب سائين جن جي معجزن ۽ خصوصًا قرآن ڪريم جي عظيم معجزي جي طرف کان اکيون بند ڪري هي چوڻ شروع ڪيو ته ڪا نشاني ڇو نه آئي ، ڄڻ ته انهن معجزا ڏٺائي نه آهن ۽ قرآن پاڪ کي اهي نشاني شمار ئي نه ٿا ڪن . الله تعالیٰ پنهنجي رسول صلی الله عليه وسلم جن کي فرمايو ته توهان فرمايو ته غيب ته الله تعالیٰ جي لاءِ آهي ، هاڻي رستو ڏسو مان به توهان سان گڏ رستو ڏسي رهيو آهيان . تقرير جو جواب هيءُ آهي ته مضبوط دلالت هن تي قائم آهي ته محبوب سيد عالم صلی الله عليه وسلم جن تي قرآن پاڪ جو ظاهر ٿيڻ سمورو ئي عظيم الشان معجزو آهي . حضور محبوب سائين جن انهن ۾ پيدا ٿيا ، انهن جي وچ ۾ وڏا ٿيا ، حضور محبوب ڪريم جن جو سمورو زمانو انهن جي اکين آڏو گذريو . اهي خوب ڄاڻيندا هُئا ته پاڻ نه ڪنهن ڪتاب جو مطالعو ڪيائون نه ڪنهن اُستاد جي شاگردي ڪيائون ، هڪ ئي وقت قرآن ڪريم مٿائن ظاهر ٿيو ۽ اهڙي بي مثال اعلیٰ ترين ڪتاب جو اهڙي شان سان نازل ٿيڻ وحي کان سواءِ ممڪن ئي نه آهي . هي قرآن ڪريم جي ظاهر معجزي هجڻ جو دليل آهي ۽ جڏهن اهڙو مضبوط دليل قائم آهي ، تڏهن نبوت جي اثبات جي لاءِ ڪنهن ٻي نشاني جو طلب ڪرڻ قطعًا غير ضروري آهي . اهڙي حالت ۾ ان نشاني جو نازل ڪرڻ ، نه ڪرڻ الله تعالیٰ جي مشيت تي آهي ، ڪري ، توڙي نه ڪري . پوءِ اهو امر غيب ٿيو ۽ ان جي لاءِ انتظار لازم آيو ته الله تعالیٰ ڇا ٿو ڪري ، پر اهو هيءُ غير ضروري نشاني ، جيڪا انهن طلب ڪئي آهي ، نازل فرمائي يا نه فرمائي ، نبوت ثابت ٿي چُڪي ۽ رسالت جو ثبوت مضبوط معجزن سان ڪمال کي پهچي چُڪو . وڪ٤٩ مڪي وارن تي الله تعالیٰ ڏڪر مسلط ڪيو ، انهي مصيبت ۾ اهي ست سال رهيا ، ايستائين جو اهي هلاڪت جي ويجهو پهتا ، پوءِ ان رحم فرمايو ، برسات پيئي ، زمينون سرسبز ٿيون . جيترو ٽيڪان تڪليف ۽ راحت ٻنهي ۾ قدرت جون نشانيون هيون ۽ تڪليف کان پوءِ راحت وڏي عظيم نعمت هئي ، ان تي شڪر لازم هو ، مگر ان جي بجاءِ اهي نصيحت قبول نه ڪندڙ ٿيا ۽ فساد ۽ ڪفر جي طرف موٽيا . وڪ٥٠ ۽ ان جو عذاب دير نه ٿو ڪري . وڪ٥١ ۽ توهان جون خفيه تدبيرون ڪاتب الاعمال ملائڪن کان به مخفي نه آهن ، پوءِ الله عليم وخبير کان ڪيئن لڪي سگهن ٿيون . وڪ٥٢ ۽ توهان کي سفر جي ڪا طاقت ڏي ٿو ، خُشڪي ۾ توهان پيادل ۽ سواري ذريعي منزلون طئي ڪريو ٿا ۽ دريائن ۾ ٻيڙين ۽ جهازن سان سفر ڪريو ٿا اهو توهان کي خشڪي ۽ پاڻي ٻنهي ۾ سير جا وسيلا عطا فرمائي ٿو . وڪ٥٣ يعني ٻيڙيون . وڪ٥٤ ته هوا موافق آهي ، اوچتو . وڪ٥٥ تنهنجي نعمتن جا توڙي ايمان آڻي ۽ خاص تنهنجي عبادت ڪري . وڪ٥٦ ۽ واعدي جي خلاف ڪري ڪفر ۽ نافرماني ۾ مبتلا ٿين ٿا .

الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا ثُمَّ اِلَيْنَا مَرْجِعُكُمْ فَنُنَبِّئُكُمْ بِمَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ﴿٢٣﴾

حياتي ۾ نفعو وٺي بيهو، پوءِ توهان کي اسان جي طرف موٽڻو آهي، ان وقت توهان کي توهان جا ڪرتوت ٻڌائيندا سين. ف٥٧

اِنَّمَا مَثَلُ الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا كَمَآءٍ اَنْزَلْنٰهُ مِنَ السَّمَآءِ فَاخْتَلَطَ بِهٖ

دُنيا جي زندگي جو مثال ته انهي پاڻي وانگر آهي جنهن کي اسان آسمان مان لاٿو پوءِ ان جي سبب زمين مان ڄمندڙ

نَبَاتُ الْاَرْضِ مِمَّا يَاْكُلُ النَّاسُ وَالْاَنْعَامُ حَتّٰىٓ اِذَآ اَخَذَتِ

سمورا سلا گهاٽا ٿي ڪري نڪرن جنهن مان ڪجهه ماڻهو ۽ جانور کائن ٿا، ف٥٨ ايستائين جو جڏهن ته زمين

الْاَرْضُ زُخْرُفَهَا وَازَّيَّنَتْ وَظَنَّ اَهْلُهَآ اَنَّهُمْ قٰدِرُوْنَ عَلَيْهَآ ۙ

سينگار جڻ لڳي ف٥٩ ۽ خوب سينگار جي ويئي ۽ ان جا مالڪ سمجهي ويٺا ته هاڻي اهو سمورو اسان جي وس ۾ اچي ويو ف٦٠

اَتٰىهَآ اَمْرُنَا لَيْلًا اَوْ نَهَارًا فَجَعَلْنٰهَا حَصِيْدًا كَاَنْ لَّمْ تَغْنَ بِالْاَمْسِ ؕ

ته اسان جو حڪم ان تي اچي ويو رات ۾ يا ڏينهن ۾ ف٦١ ته اسان ان کي ڪري ڇڏيو لُٽيل جڻ ته ڪالهه هوئي

كَذٰلِكَ نُفَصِّلُ الْاٰيٰتِ لِقَوْمٍ يَّتَفَكَّرُوْنَ ﴿٢٤﴾ وَاللّٰهُ يَدْعُوْٓا اِلٰى دَارِ

ڪونه ف٦٢ اسان اهڙي طرح آيتون تفصيلوار بيان ڪندا آهيون غور ڪندڙن جي واسطي. ف٦٣ ۽ الله سلامتي

السَّلٰمِ ؕ وَيَهْدِيْ مَنْ يَّشَآءُ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ﴿٢٥﴾ لِلَّذِيْنَ

جي گهر جي طرف سڏي ٿو ف٦٤ ۽ جنهن کي وڻيس سڌي وات هلائي ٿو. ف٦٥ چڱن جي واسطي

اَحْسَنُوا الْحُسْنٰى وَزِيَادَةٌ ؕ وَلَا يَرْهَقُ وُجُوْهَهُمْ قَتَرٌ وَّلَا ذِلَّةٌ ؕ

چڱائي آهي ۽ ان کان به زياده ف٦٦ ۽ انهن جي منهن تي نه چڙهندي ڪارائپ ۽ نه خواري ف٦٧

اُولٰٓئِكَ اَصْحٰبُ الْجَنَّةِ ۚ هُمْ فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ﴿٢٦﴾ وَالَّذِيْنَ كَسَبُوا السَّيِّاٰتِ

اهي ئي جنتي آهن، اهي ان ۾ سدائين رهندا. ۽ جن برا ڪم ڪيا ف٦٨

جَزَآءُ سَيِّئَةٍ بِمِثْلِهَا ۙ وَتَرْهَقُهُمْ ذِلَّةٌ ؕ مَا لَهُمْ مِّنَ اللّٰهِ مِنْ

ته برائي جو بدلو انهي جيترو آهي ف٦٩ ۽ انهن تي ذلت چڙهندي، انهن کي الله کان بچائڻ وارو

عَاصِمٍ ۚ كَاَنَّمَآ اُغْشِيَتْ وُجُوْهُهُمْ قِطَعًا مِّنَ الَّيْلِ مُظْلِمًا ؕ

ڪير نه هوندو، جڻ ته سندن منهن تي اوندهه رات جا ٽڪرا چاڙهيا ويا هجن ف٧٠

اُولٰٓئِكَ اَصْحٰبُ النَّارِ ۚ هُمْ فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ﴿٢٧﴾ وَيَوْمَ نَحْشُرُهُمْ جَمِيْعًا ثُمَّ

اُهي دوزخي آهن اهي ان ۾ هميشه رهندا. ۽ جنهن ڏينهن اسان انهن سمورن کي اٿاريندا سين ف٧١

ف٥٧ ۽ انهن جي توهان کي سزا ڏيندا سين.

ف٥٨ اناج ۽ ميوا ۽ سبزيون.

ف٥٩ تمام سُٺي، سرسبز ۽ شاداب ٿي.

ف٦٠ ته پوکون تيار ٿي ويون، ميوا پچي ويا، اهڙي وقت.

ف٦١ يعني اوچتو اسان جو عذاب آيو، توڙي بجلي ڪرڻ جي شڪل ۾ يا اولن وسڻ يا طوفان لڳڻ جي صورت ۾.

ف٦٢ هي انهن ماڻهن جي حال جو هڪ مثال آهي، جيڪي دُنيا جا عاشق آهن ۽ آخرت جي انهن کي ڪا پرواهه نه آهي. هن ۾ گهڻو دلپذير طريقي تي خاطر گزين ڪيو ويو آهي ته دنيوي زندگي اميدن جو سبز باغ آهي جڏهن ماڻهوان ۾ عمر وڃائي هن انتها تي پهچي ٿو، جتي ان کي مراد جي حاصل ٿيڻ جو اطمينان هجي ۽ اهو ڪاميابي جي نشي ۾ مست هجي. اوچتو ان کي موت پهچي ٿو ۽ اهو سمورين نعمتن ۽ لذتن کان محروم ٿي وڃي ٿو. قتادة چيو ته دُنيا جو طلبگار جڏهن بلڪل بي فڪر ٿئي ٿو، ان وقت اُن تي الله تعالىٰ جو عذاب اچي ٿو ۽ اُن جو سمورو سامان، جنهن سان اُن جون اميدون وابسته هيون، لُٽجي وڃي ٿو.

ف٦٣ ته جيئن اُهي نفعو حاصل ڪن ۽ شڪن ۽ وهمن جي اونداهين کان ڇوٽڪارو لهن ۽ بي بقا دنيا جي بي ثباتي کان باخبر رهن.

ف٦٤ دُنيا جي بي ثباتي بيان فرمائڻ کان پوءِ دار باقي جي طرف دعوت ڏنائين. قتاده چيو ته دارالسلام جنت آهي. هي الله تعالىٰ جي ڪمال رحمت ۽ ڪرم آهي، جو پنهنجن ٻانهن کي جنت جي دعوت ڏنائين.

ف٦٥ سڌي راهه دين اسلام آهي. بخاري جي حديث ۾ آهي ته حضور معنوي نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ ملائڪ حاضر ٿيا پاڻ خواب ۾ هئا، انهن مان ڪن چيو ته محبوب سائين خواب ۾ آهن ۽ ڪن چيو ته اکيون خواب ۾ آهن ۽ سندن دل سجاڳ آهي. ڪي چوڻ لڳا ته ان جو ڪو مثال بيان ڪريو. پوءِ انهن چيو ته جهڙي طرح ڪنهن شخص هڪ جاءِ ناهي ۽ ان ۾ قسم قسم جون نعمتون مهيا ڪيائين ۽ هڪ سڏيندڙ کي موڪليائين ته ماڻهن کي سڏي، جنهن اُن سڏيندڙ جي اطاعت ڪئي، ان مڪان ۾ داخل ٿي انهن نعمتن کي کاڌائين پيتائين ۽ جنهن سڏيندڙ جي اطاعت نه ڪئي، سو نه مڪان ۾ داخل ٿي سگهيو نه ئي ڪجهه کائي سگهيو. وري اهي چوڻ لڳا ته ان مثال جي تطبيق ڪريو ته سمجهه ۾ اچي. تطبيق هيءَ آهي ته مڪان جنت آهي. سڏيندڙ محبوب محمد (صلى الله عليه وسلم) جن آهن. جنهن سندن اطاعت ڪئي، تنهن الله جي اطاعت ڪئي، جنهن سندن نافرماني ڪئي، تنهن گويا الله تعالىٰ جي نافرماني ڪئي. ف٦٦ ڀلائي وارن مان الله تعالىٰ جا فرمانبردار ٻانها مؤمن مُراد آهن ۽ هي جيڪو فرمايائين ته اُنهن جي لاءِ ڀلائي آهي، ان ڀلائي مان جُنت مُراد آهي ۽ زيادت ان تي الله تعالىٰ جو ديدار آهي. مسلم شريف جي حديث ۾ آهي ته جنت ۾ جنتين جي داخل ٿيڻ کان پوءِ الله تعالىٰ فرمائيندو، ڇا توهان گهرو ٿا ته توهان تي اڃا وڌيڪ عنايت ڪريان؟ اُهي عرض ڪندا يارب! ڇا تو اسان جا منهن سفيد نه ڪيا! ڇا تو اسان کي جنت ۾ داخل نه ڪيو! ڇا تو اسان کي دوزخ کان ڇوٽڪارو نه ڏنو! محبوب سائين فرمايو، پوءِ پردو هٽايو ويندو ته ديدار الاهي انهن کي هر نعمت کان وڌيڪ پيارو هوندو. صحاح جون گهڻيون حديثون هي ثابت ڪن ٿيون ته زِيَادَةٌ مان آيت ۾ ديدار الاهي مُراد آهي. ف٦٧ جو لهاڳ الم جهنم وارن جي لاءِ آهي. ف٦٨ يعني ڪفر ۽ نافرمانيءَ ۾ مبتلا ٿيا. ف٦٩ ايئن نه آهي ته جيئن نيڪن جو ثواب ڏهوڻو ۽ ست سوڻو ڪيو وڃي ٿو ائين ئي برائين جو عذاب به وڌايو وڃي ٿو بلڪ جيتري برائي هوندي ۽ اوترو ئي عذاب ڪيو ويندو. ف٧٠ اهو حال هوندو انهن جي منهن ڪارائي جو. خدا جي پناهه! ف٧١ سموري مخلوق کي حساب جي جاءِ ۾ جمع ڪندا سين.

نَقُوْلُ لِلَّذِيْنَ اَشْرَكُوْا مَكَانَكُمْ اَنْتُمْ وَشُرَكَآؤُكُمْ ۚ فَزَيَّلْنَا بَيْنَهُمْ

پوءِ مشرڪن کي فرمائينداسين ته توهان ۽ توهان جا ناهيل شريڪ پنهنجي جاءِ تي ويهو، پوءِ اسان (انهن کي مسلمانن کان) جدا ڪنداسين

وَقَالَ شُرَكَآؤُهُمْ مَّا كُنْتُمْ اِيَّانَا تَعْبُدُوْنَ ﴿۲۸﴾ فَكَفٰى بِاللّٰهِ شَهِيْدًاۢ بَيْنَنَا

۽ انهن جا شريڪ انهن کي چوندا ته توهان ڪڏهن اسان جي پوڄا ڪندا هيؤ. ؀ پوءِ الله ڪافي آهي شاهد

وَبَيْنَكُمْ اِنْ كُنَّا عَنْ عِبَادَتِكُمْ لَغٰفِلِيْنَ ﴿۲۹﴾ هُنَالِكَ تَبْلُوْا

اسان ۽ توهان جي وچ ۾ جو اسان کي توهان جي پوڄا جي خبر نه هئي. اتي هر ساهه کي معلوم

كُلُّ نَفْسٍ مَّآ اَسْلَفَتْ وَرُدُّوْٓا اِلَى اللّٰهِ مَوْلٰىهُمُ الْحَقِّ وَضَلَّ عَنْهُمْ

ٿي ويندو جيڪي ان اڳي ڪري موڪليو ؀ ۽ الله جي طرف موٽايا ويندا جيڪو انهن جو سچو سائين آهي ۽ انهن جون سمورون گهڙيل ڳالهيون

مَّا كَانُوْا يَفْتَرُوْنَ ﴿۳۰﴾ قُلْ مَنْ يَّرْزُقُكُمْ مِّنَ السَّمَآءِ وَالْاَرْضِ اَمَّنْ

انهن کان وڃائجي وينديون. ؀ تون فرماءِ توهان کي روزي ڪير ڏيندو آهي آسمان ۽ زمين مان ؀

يَّمْلِكُ السَّمْعَ وَالْاَبْصَارَ وَمَنْ يُّخْرِجُ الْحَيَّ مِنَ الْمَيِّتِ وَيُخْرِجُ

يا ڪير مالڪ آهي ڪنن ۽ اکين جو ؀ ۽ ڪير ڪڍي ٿو جيئري کي مُئل کان ۽ ڪير ٻاهر ٿو

الْمَيِّتَ مِنَ الْحَيِّ وَمَنْ يُّدَبِّرُ الْاَمْرَ ؕ فَسَيَقُوْلُوْنَ اللّٰهُ ۚ فَقُلْ

آڻي مُئل کي جيئري کان ؀ ۽ ڪير سمورن ڪمن جي تدبير ڪري ٿو. پوءِ اجهو چوندا ته الله ؀ پوءِ توهان فرمايو

اَفَلَا تَتَّقُوْنَ ﴿۳۱﴾ فَذٰلِكُمُ اللّٰهُ رَبُّكُمُ الْحَقُّ ۚ فَمَاذَا بَعْدَ الْحَقِّ اِلَّا

چو نه ٿا ڊڄو. ؀ پوءِ هي الله آهي توهان جو سچو رب ؀ پوءِ حق کان بعد ڇا آهي مگر

الضَّلٰلُ ۚۖ فَاَنّٰى تُصْرَفُوْنَ ﴿۳۲﴾ كَذٰلِكَ حَقَّتْ كَلِمَتُ رَبِّكَ عَلَى الَّذِيْنَ

گمراهي ؀ پوءِ ڪاڏي ڦيرايا وڃو ٿا. اهڙيءَ طرح ثابت ٿي چڪو آهي تنهنجي رب جو ڪلمو

فَسَقُوْٓا اَنَّهُمْ لَا يُؤْمِنُوْنَ ﴿۳۳﴾ قُلْ هَلْ مِنْ شُرَكَآئِكُمْ مَّنْ

فاسقن تي ؀ ته اهي ايمان نه آڻيندا. تون فرماءِ توهان جي شريڪن ۾ ڪو اهڙو آهي ؀

يَّبْدَؤُا الْخَلْقَ ثُمَّ يُعِيْدُهٗ ؕ قُلِ اللّٰهُ يَبْدَؤُا الْخَلْقَ ثُمَّ يُعِيْدُهٗ

جو پهريائين پيدا ڪري پوءِ فنا کان بعد ٻيهر پيدا ڪري؀ تون فرماءِ الله پهريائين پيدا ڪندو آهي فنا کان بعد ٻيهر پيدا

فَاَنّٰى تُؤْفَكُوْنَ ﴿۳۴﴾ قُلْ هَلْ مِنْ شُرَكَآئِكُمْ مَّنْ يَّهْدِيْٓ اِلَى الْحَقِّ ؕ

ڪندو، پوءِ ڪاڏي اونڌو وڃو ٿا. ؀ فرمايو توهان جي شريڪن ۾ ڪو اهڙو آهي جيڪو حق جي واٽ ڏيکاري ؀

ع ۳ النصف ۱۰ ۸

؀ يعني اهي بت جن کي توهان پوڄيندا هيؤ. ؀ قيامت جي ڏينهن هڪ گهڙي اهڙي سختيءَ جي هوندي، جو بُت پنهنجن پوڄارين جي پوڄا جو انڪار ڪندا ۽ الله جو قسم کڻي چوندا ته اسان نه ٻُڌندا هئاسين، نه ڄاڻندا هئاسين، نه سمجهندا هئاسين ته توهان اسان کي پوڄيو ٿا. ان تي بُت پرست چوندا ته الله جو قسم! اسان توهان کي ئي پوڄيندا هئاسين ته پوءِ بُت چوندا. ؀ يعني ان جاءِ ۾ سڀني کي معلوم ٿي ويندو ته انهن اڳي جيڪي عمل ڪيا هئا سي ڪهڙا هئا، سُٺا يا خراب، نقصان وارا يا فائدي وارا. ؀ بتن کي خدا جو شريڪ ۽ ٻڌائڻ ۽ معبود ناهڻ. ؀ ۽ باطل ۽ بي حقيقت ثابت ٿيندي. ؀ آسمان مان برسات وسائي ۽ زمين مان سارڪ ڄمائي. ؀ ۽ اهي حواس توهان کي ڪهن ڏنا آهن. ڪنهن اهي عجائب توهان کي عنايت ڪيا آهن. انهن کي گهڻو وقت ڪير محفوظ رکي ٿو!. ؀ انسان کي نطفي مان ۽ نطفي کي انسان مان، پکيءَ کي آنيءَ مان ۽ آنيءَ کي پکيءَ مان، مؤمن کي ڪافر مان ۽ ڪافر کي مؤمن مان، عالم کي جاهل مان ۽ جاهل کي عالم مان ؀ ۽ ان جي ڪامل قدرت جو اعتراف ڪندا ۽ ان کان سواءِ ڪو چارو نه هوندو. ؀ ان جي عذاب کان ۽ جو بُتن کي پوڄيو ٿا ۽ انهن کي معبود بڻايو ٿا هن جي باوجود، جو اهي ڪا قدرت نه ٿا رکن. ؀ جنهن جي ايتري ڪامل قدرت آهي ؀ يعني جڏهن اهڙن واضح دليلن ۽ قطعي دليلن سان ثابت ٿي ويو ته عبادت جي لائق صرف الله تعالىٰ آهي، پوءِ ان کان سواءِ سڀ ڪجهه باطل ۽ گمراهي آهي ۽ جڏهن توهان ان جي قدرت کي سچائي ورتو ۽ ان جي ڪاريگري جو اعتراف ڪري ورتو ته پوءِ. ؀ جيڪي ڪفر ۾ پڪا ٿي ويا ۽ رب جي ڳالهه مان مراد قضاءِ الاهي آهي يا الله تعالىٰ جو ارشاد لَاَمْلَئَنَّ جَهَنَّمَ آيت. ؀ جن کي اي مشرڪو! توهان معبود ناهيو ٿا. ؀ ان جو جواب ظاهر آهي ته ڪو اهڙو نه آهي، جو ته مُشرڪ به هي ڄاڻن ٿا ته پيدا ڪرڻ وارو الله تعالىٰ ئي آهي، انهيءَ ڪري اي محبوب مصطفىٰ صلى الله عليه وسلم! ؀ ۽ اهڙن روشن دليلن قائم ٿيڻ کان پوءِ سڌي رستي کان ڦري وڃو ٿا. ؀ حجتون ۽ دليل قائم ڪري، ۽ رسول موڪلي، ڪتاب نازل فرمائي، مڪلفين کي عقل ۽ نظر عطا فرمائي. ان جو واضح جواب هيءُ آهي ته ڪو به معبود نه آهي. پوءِ اي حبيب (صلى الله عليه وسلم).

17

قُلِ اللّٰهُ يَهْدِىْ لِلْحَقِّ ؕ اَفَمَنْ يَّهْدِىْۤ اِلَى الْحَقِّ اَحَقُّ اَنْ يُّتَّبَعَ

تون فرماءِ ته الله حق جي واٽ ڏيکاري ٿو، ڇا پوءِ جيڪو حق جي واٽ ڏيکاري ان جي حڪم تي هلڻ گهرجي يا ان جي پويان

اَمَّنْ لَّا يَهِدِّىْۤ اِلَّاۤ اَنْ يُّهْدٰى ۚ فَمَا لَكُمْ ۫ كَيْفَ تَحْكُمُوْنَ ﴿۳۵﴾

جيڪو پاڻ ئي واٽ نه لهي جيستائين جو ان کي واٽ نه ڏيکاري وڃي ف٨٩ پوءِ توهان کي ڇا ٿيو ڪهڙو فيصلو ڪريو ٿا.

وَمَا يَتَّبِعُ اَكْثَرُهُمْ اِلَّا ظَنًّا ؕ اِنَّ الظَّنَّ لَا يُغْنِىْ مِنَ الْحَقِّ شَيْـًٔا ؕ

۽ انهن ف٩٠ مان اڪثر فقط گمان جي پٺيان هلندا آهن ف٩١ بيشڪ گمان ڪنهن به طرح حق جو فائدو نه ڏيندو آهي

اِنَّ اللّٰهَ عَلِيْمٌۢ بِمَا يَفْعَلُوْنَ ﴿۳۶﴾ وَمَا كَانَ هٰذَا الْقُرْاٰنُ اَنْ

بيشڪ الله انهن جي ڪمن کي ڄاڻي ٿو. ۽ هن قرآن جو هي شان نه آهي جو ڪو پنهنجي

يُّفْتَرٰى مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ وَلٰكِنْ تَصْدِيْقَ الَّذِىْ بَيْنَ

طرفان گهڙي وٺي، الله جي نازل ڪرڻ کان سواءِ ف٩٢ ها ٿو هي اڳين ڪتابن جي تصديق آهي ف٩٣ ۽ تفصيل

يَدَيْهِ وَتَفْصِيْلَ الْكِتٰبِ لَا رَيْبَ فِيْهِ مِنْ رَّبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿۳۷﴾ اَمْ

انهيءَ سموري جو جيڪو لوح محفوظ ۾ لکيل آهي ان ۾ ڪو شڪ نه آهي پروردگار عالم جي طرفان آهي. ڇا هي چون ٿا

يَقُوْلُوْنَ افْتَرٰىهُ ؕ قُلْ فَاْتُوْا بِسُوْرَةٍ مِّثْلِهٖ وَادْعُوْا مَنِ اسْتَطَعْتُمْ

ف٩٤ ته ان هن کي ٺاهيو آهي، تون فرماءِ ف٩٥ پوءِ هن جهڙي ڪا هڪ سورت پيش ڪريو ۽ الله کي ڇڏي ڪري جيڪي به ملي سگهن

مِّنْ دُوْنِ اللّٰهِ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿۳۸﴾ بَلْ كَذَّبُوْا بِمَا لَمْ

سمورن کي سڏيو ف٩٦ جيڪڏهن توهان سچا آهيو. بلڪ انکي ڪوڙو سمجهيائون جنهن جو علم نه

يُحِيْطُوْا بِعِلْمِهٖ وَلَمَّا يَاْتِهِمْ تَاْوِيْلُهٗ ؕ كَذٰلِكَ كَذَّبَ الَّذِيْنَ مِنْ

رکيائون ف٩٧ ۽ انهن اڃان ان جو انجام نه ڏٺو آهي ف٩٨ اهڙيءَ طرح انهن کان اڳين به ڪوڙو سمجهيو هو ف٩٩

قَبْلِهِمْ فَانْظُرْ كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الظّٰلِمِيْنَ ﴿۳۹﴾ وَمِنْهُمْ مَّنْ يُّؤْمِنُ

پوءِ ڏس ظالمن جو انجام ڪيئن ٿيو ف١٠٠. ۽ انهن ف١٠١ مان ڪو ان ف١٠٢ تي ايمان آڻي ٿو ۽ انهن

بِهٖ وَمِنْهُمْ مَّنْ لَّا يُؤْمِنُ بِهٖ ؕ وَرَبُّكَ اَعْلَمُ بِالْمُفْسِدِيْنَ ﴿۴۰﴾ وَاِنْ

مان ڪو ان تي ايمان نه ٿو آڻي ۽ توهان جو رب فسادين کي خوب ڄاڻي ٿو ف١٠٣ ۽ جيڪڏهن اهي

كَذَّبُوْكَ فَقُلْ لِّىْ عَمَلِىْ وَلَكُمْ عَمَلُكُمْ ۚ اَنْتُمْ بَرِيْٓـُٔوْنَ مِمَّاۤ اَعْمَلُ

توهان کي ڪوڙو چون ف١٠٤ ته توهان فرمايو ته منهنجي واسطي منهنجو عمل ۽ توهان جي واسطي توهان جو عمل ف١٠٥ توهان کي منهنجي ڪم سان

ع ٤ ١٠ ٩



ف٨٩ جيئن توهان جا بت آهن ۽ جو ڪنهن جاءِ تي وڃي نه ٿا سگهن جيستائين ڪو کڻي وڃي ۽ نه وري انهن کي ڪٿي نه وڃي ۽ نه ڪنهن شيءِ جي حقيقت سمجهن ۽ نه سچي واٽ کي سڃاڻن ۽ هن کان سواءِ جو الله تعالى انهن کي زندگي، عقل ۽ سمجهه ڏئي. پوءِ جڏهن انهن جي مجبوري جو اهو عالم آهي ته اهي ٻين کي ڇا واٽ ٻڌائي سگهن ٿا. اهڙن کي معبود بڻائڻ انهن جو تابعدار ٿيڻ ڪيترو باطل ۽ بيهودو آهي. ف٩٠ مشرڪ. ف٩١ جنهن جو انهن وٽ ڪو دليل نه آهي، نه انهن جي صحت جي پڪ ۽ يقين. شڪ ۾ پڊل آهن ۽ هي گمان ڪن ٿا ته اڳيان ماڻهو به بت پرستي ڪندا هئا انهن ڪجهه ته سمجهيو هوندو. ف٩٢ مڪي جي ڪافرن هي وهم ڪيو هو ته قرآن ڪريم محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن پاڻ ٺاهيو آهي. هن آيت ۾ انهن جو اهو وهم ختم فرمايو ويو ته قرآن ڪريم اهڙو ڪتاب ئي نه آهي جنهن جي نسبت تردد ٿي سگهي. ان جي مثال ٺاهڻ کان ساري مخلوق عاجز آهي ته پوءِ يقينًا اهو الله تعالى جو نازل فرمايل ڪتاب آهي. ف٩٣ توريت ۽ انجيل وغيره جي. ف٩٤ ڪافر محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي نسبت. ف٩٥ جيڪڏهن توهان جو اهو خيال آهي ته پوءِ توهان به عرب آهيو فصاحت وبلاغت جا دعويدار آهيو دنيا ۾ ڪو اهڙو انسان نه آهي جنهن جي ڪلام جي مقابلي ۾ ڪلام ٺاهڻ کي توهان ناممڪن سمجهو ٿا. جيڪڏهن توهان جي گمان ۾ هي انساني ڪلام آهي. ف٩٦ ۽ انهن کان مدد وٺو ۽ سڀئي ملي قرآن شريف جهڙي ڪا هڪ سورت نه ٺاهيو! ف٩٧ يعني قرآن پاڪ کي سمجهڻ ۽ ڄاڻڻ کان سواءِ انهن ان جي تڪذيب ڪئي ۽ اهو ڪمال جهل آهي جو ڪنهن شيءِ کي ڄاڻڻ کان سواءِ ان جو انڪار ڪيو وڃي. قرآن ڪريم جو اهڙن علمن تي مشتمل هجڻ جن جو علم ۽ عقل جا دعويدار احاطو نه ڪري سگهن. هن ڪتاب جي بزرگي ظاهر ڪري ٿو پوءِ اهڙي اعلى علوم واري ڪتاب کي مڃڻ گهربو هو نه ان جو انڪار ڪرڻ. ف٩٨ يعني ان عذاب جو جنهن جا قرآن ۾ واعدا ٿيل آهن. ف٩٩ عناد سان پنهنجن رسولن کي هن کان سواءِ جو انهن جا معجزا ۽ آيتون ڏسي ڪري نظر ۽ تدبير کان ڪم وٺن ها. ف١٠٠ ۽ اڳيون امتون پنهنجن نبين سڳورن کي ڪوڙو ڪري ڪهڙن ڪهڙن عذابن ۾ مبتلا ٿيا ته پوءِ اي محبوب سيد الانبياء (صلى الله عليه وسلم)! توهان جي تڪذيب ڪرڻ وارن کي ڊڄڻ گهرجي. ف١٠١ مڪي وارن. ف١٠٢ محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن يا قرآن ڪريم. ف١٠٣ جيڪي عناد کان ايمان نه ٿا آڻن ۽ ڪفر تي ڄميا رهن ٿا. ف١٠٤ اي محبوب مصطفى صلى الله عليه وسلم ۽ انهن جي رستي تي اچڻ ۽ حق ۽ هدايت قبول ڪرڻ جي اميد منقطع ٿي وڃي. ف١٠٥ هر هڪ پنهنجي عمل جي جزا لهندو.

وَاَنَا بَرِیْٓءٌ مِّمَّا تَعْمَلُوْنَ ﴿٤١﴾ وَمِنْهُمْ مَّنْ یَّسْتَمِعُوْنَ اِلَیْكَ ؕ اَفَاَنْتَ

ڪو واسطو نه آهي ۽ مون کي توهان جي عملن سان ڪو تعلق نه آهي.[106] ۽ انهن مان ڪي اهي آهن جيڪي تنهنجي طرف ڪن لڳائين ٿا.[107] پوءِ ڇا تون

تُسْمِعُ الصُّمَّ وَلَوْ كَانُوْا لَا یَعْقِلُوْنَ ﴿٤٢﴾ وَمِنْهُمْ مَّنْ یَّنْظُرُ اِلَیْكَ ؕ

ٻوڙن کي ٻڌائيندين جيتوڻيڪ انهن کي عقل نه هجي.[108] ۽ انهن مان ڪو توهان جي طرف نهاري ٿو.[109]

اَفَاَنْتَ تَهْدِی الْعُمْیَ وَلَوْ كَانُوْا لَا یُبْصِرُوْنَ ﴿٤٣﴾ اِنَّ اللّٰهَ لَا یَظْلِمُ

ڇا تون انڌن کي واٽ ڏيکاريندين، جيتوڻيڪ انهن کي ڪجهه به ڏسڻ ۾ نه اچي. بيشڪ الله ماڻهن تي

النَّاسَ شَیْـًٔا وَّلٰكِنَّ النَّاسَ اَنْفُسَهُمْ یَظْلِمُوْنَ ﴿٤٤﴾ وَیَوْمَ یَحْشُرُهُمْ

ڪو به ظلم نه ڪندو آهي[110] ها، ماڻهو ئي پنهنجي پاڻ تي ظلم ڪن ٿا.[111] ۽ جنهن ڏينهن انهن کي اٿاريندو

كَاَنْ لَّمْ یَلْبَثُوْۤا اِلَّا سَاعَةً مِّنَ النَّهَارِ یَتَعَارَفُوْنَ بَیْنَهُمْ ؕ قَدْ

[112] جڻ ته دنيا ۾ رهيا ئي نه هئا مگر انهيءَ ڏينهن جي ڪا گهڙي[113] هڪ ٻئي ۾ سڃاڻپ ڪندا.[114] ته پوري

خَسِرَ الَّذِیْنَ كَذَّبُوْا بِلِقَآءِ اللّٰهِ وَمَا كَانُوْا مُهْتَدِیْنَ ﴿٤٥﴾ وَاِمَّا

طرح گهاٽي ۾ رهيا، اهي جن الله سان ملڻ کي ڪوڙو سمجهيو ۽ هدايت تي نه هئا.[115] ۽ جيڪڏهن

نُرِیَنَّكَ بَعْضَ الَّذِیْ نَعِدُهُمْ اَوْ نَتَوَفَّیَنَّكَ فَاِلَیْنَا مَرْجِعُهُمْ

اسان توکي ڏيکاريون ان مان ڪجهه[116] جنهن جو وعدو اسان انهن کي ڏيون ٿا[117] يا توکي اڳي پاڻ وٽ گهرائي وٺون[118]

ثُمَّ اللّٰهُ شَهِیْدٌ عَلٰی مَا یَفْعَلُوْنَ ﴿٤٦﴾ وَلِكُلِّ اُمَّةٍ رَّسُوْلٌ ۚ فَاِذَا

بهرحال انهن کي اسان ڏانهن موٽڻ آهي، پوءِ الله شاهد آهي[119] انهن جي ڪمن جو. ۽ هر امت ۾ هڪ رسول رهيو[120] ۽

جَآءَ رَسُوْلُهُمْ قُضِیَ بَیْنَهُمْ بِالْقِسْطِ وَهُمْ لَا یُظْلَمُوْنَ ﴿٤٧﴾ وَ

جڏهن انهن جو رسول وٽن ئي آيو،[121] انهن جي وچ ۾ انصاف جو فيصلو ڪيو ويو[122] ۽ انهن تي ظلم نه ٿيو. ۽

یَقُوْلُوْنَ مَتٰی هٰذَا الْوَعْدُ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِیْنَ ﴿٤٨﴾ قُلْ لَّاۤ اَمْلِكُ

چون ٿا اهو وعدو ڪڏهن ايندو جيڪڏهن توهان سچا آهيو.[123] تون فرماءِ مان پنهنجي جان

لِنَفْسِیْ ضَرًّا وَّلَا نَفْعًا اِلَّا مَا شَآءَ اللّٰهُ ؕ لِكُلِّ اُمَّةٍ اَجَلٌ ؕ اِذَا جَآءَ

جي نفعي ۽ نقصان جو (ذاتي) اختيار نه ٿو رکان مگر جيڪي الله گهري[124] هر ٽولي جي واسطي هڪ مقرر وعدو آهي[125] جڏهن انهن

اَجَلُهُمْ فَلَا یَسْتَاْخِرُوْنَ سَاعَةً وَّلَا یَسْتَقْدِمُوْنَ ﴿٤٩﴾ قُلْ

جو وعدو ايندو ته هڪڙي گهڙي نه پٺتي رهي سگهن نه اڳتي وڌن. تون فرماءِ

[106] ڪنهن جي عمل تي ٻيو نه پڪڙيو ويندو ۽ جيڪو پڪڙيو ويندو ۽ خود پنهنجي عمل تي پڪڙيو ويندو. اهو فرمائڻ زجر جي ڪري آهي، جو توهان نصيحت نه ٿا مڃيو ۽ هدايت قبول نه ٿا ڪريو ته پوءِ ان جو وبال خود توهان تي ٿيندو، ڪنهن ٻئي جو ان سان نقصان نه آهي.

[107] ۽ توهان کان قرآن پاڪ ۽ دين جا احڪام ٻڌن ٿا ۽ بغض ۽ عداوت جي سبب دل ۾ جڳهه نه ٿا ڏين ۽ قبول نه ٿا ڪن ته پوءِ اهو ٻڌڻ بيڪار آهي ۽ اهي هدايت مان فائدي نه لهڻ ۾ ٻوڙن وانگر آهن.

[108] ۽ اهي نه حواس کان ڪم وٺن نه عقل کان.

[109] ۽ سچ جي دليلن ۽ نبوت جي نشانن کي ڏسي ٿو، پر تصديق نه ٿو ڪري ۽ ان ڏسڻ مان نتيجو نه ٿو ڪڍي، فائدو نه ٿو وٺي، دل جي روشنائيءَ کان محروم ۽ باطن جو انڌو آهي.

[110] بلڪ انهن کي هدايت ۽ واٽ لهڻ جو سمورو سامان عطا فرمائي ٿو ۽ روشن دليل قائم فرمائي ٿو.

[111] جو انهن دليلن ۾ غور نه ٿا ڪن ۽ حق واضح ٿي وڃڻ جي باوجود خود گمراهي ۾ مبتلا ٿين ٿا.

[112] قبرن مان حساب جي جاءِ ۾ حاضر ڪرڻ جي لاءِ. پوءِ ان ڏينهن جي هيبت ۽ وحشت کان هي حال ٿيندو ته اهي دنيا ۾ رهڻ جي مدت کي تمام ٿورو سمجهندا ۽ هي خيال ڪندا ته.

[113] ۽ ان جو سبب هي آهي ته، جڏهن ته ڪافرن دنيا جي طلب ۾ عمرون ضايع ڪري ڇڏيون ۽ الله تعالیٰ جي اطاعت، جيڪا اڄ ڪارآمد ٿئي ها بجا نه آندائون، تڏهن انهن جي زندگيءَ جو وقت انهن جي ڪم نه آيو، تنهنڪري اهي ان کي تمام ٿورو سمجهندا.

[114] قبرن مان نڪرڻ وقت ته هڪ ٻئي کي سڃاڻيندا، جيئن دنيا ۾ سڃاڻيندا هئا. پوءِ قيامت جي ڏينهن جو خوف ۽ دهشتناڪ منظر ڏسي ڪري اها معرفت باقي نه رهندي ۽ هڪ قول هي آهي ته قيامت جي ڏينهن گهڙيءَ گهڙيءَ حال تبديل ٿيندا، ڪڏهن اهڙو حال ٿيندو جو هڪ ٻئي کي سڃاڻيندا، ڪڏهن ايئن جو نه سڃاڻيندا، تڏهن چوندا.

[115] جيڪا انهن کي نقصان بچائي ها.

[116] عذاب.

[117] دنيا ۾ ئي توهان جي حياتيءَ جي زماني ۾، پوءِ اهو ملاحظه ڪريو.

[118] ته پوءِ آخرت ۾ توهان کي انهن جو عذاب ڏيکاريندا سي. هن آيت مان ثابت ٿيو ته الله تعالیٰ پنهنجي محبوب رسول صلی الله عليه وسلم جن کي ڪافرن جي ذلت ۽ خواري سندن زندگي (دنيا جي) ۾ ئي ڪين ڏيکاريندو، جهڙي طرح بدر ۾ ڏيکاري وئي ۽ جيڪو عذاب ڪافرن جي لاءِ ڪفر ۽ تڪذيب جي سبب کان آخرت ۾ مقرر فرمايو اٿس، سو آخرت ۾ ڏيکاريندو. [119] مطلع آهي، عذاب ڏيڻ وارو آهي. [120] جيڪو انهن کي سچي دين جي دعوت ڏيندو ۽ طاعت ۽ ايمان جو حڪم ڪندو هو. [121] ۽ احڪام الاهي جي تبليغ ڪندو هو ته ڪجهه ماڻهو ايمان آڻيندا هئا ۽ ڪي تڪذيب ڪندا هئا ۽ منڪر ٿي ويندا هئا ته. [122] ته رسول کي ۽ مٿس ايمان آڻڻ وارن کي ڇوٽڪارو ڏنو ويندو هو ۽ تڪذيب ڪرڻ وارن کي عذاب سان هلاڪ ڪيو ويندو هو. آيت جي تفسير ۾ ٻيو قول هي آهي ته هن ۾ آخرت جو بيان آهي ۽ معنیٰ هي آهي ته قيامت جي ڏينهن هر امت جي لاءِ هڪ رسول ٿيندو ۽ جنهن جي طرف اها منسوب ٿيندي. جڏهن اهو رسول حساب جي جاءِ ۾ ايندو ۽ مؤمن ۽ ڪافر تي شاهدي ڏيندو ۽ تڏهن انهن ۾ فيصلو ڪيو ويندو ۽ جو مؤمن کي ڇوٽڪارو ٿيندو ۽ ڪافر عذاب ۾ گرفتار ٿيندا. [123] شان نزول: جڏهن آيت اِمَّا نُرِيَنَّكَ ۾ عذاب جي پلڪار ڏني وئي ته ڪافرن سرڪشي جي ڪري هي چيو ته اي محمد (صلی الله عليه وسلم)! جنهن عذاب جو توهان واعدو ڏيو ٿا سو ڪڏهن ايندو، ان ۾ ڪيتري دير آهي. ان عذاب کي جلد آڻيو، ان تي هيءَ آيت نازل ٿي. [124] يعني دشمنن تي عذاب نازل ڪرڻ ۽ دوستن جي مدد ڪرڻ ۽ انهن کي غلبو ڏيڻ، اهو سڀ الله جي مشيت سان آهي ۽ الله تعالیٰ جي مشيت ۾. [125] ان جي هلاڪت ۽ عذاب جو هڪ وقت مقرر آهي لوح محفوظ ۾ لکيل آهي.

اَرَءَيْتُمْ اِنْ اَتٰىكُمْ عَذَابُهٗ بَيَاتًا اَوْ نَهَارًا مَّاذَا يَسْتَعْجِلُ مِنْهُ

يلا ٻڌايو تہ جيڪڏهن ان جو عذاب وف ١٢٦ توهان تي رات جو اچي يا ڏينهن جو وف ١٢٧ تہ ان ۾ اها ڪهڙي ڳالھ آهي جنهن

الْمُجْرِمُوْنَ ﴿٥٠﴾ اَثُمَّ اِذَا مَا وَقَعَ اٰمَنْتُمْ بِهٖ ؕ آٰلْئٰنَ وَقَدْ كُنْتُمْ بِهٖ

جي مجرمن کي تڪڙ آهي. پوءِ ڇا جڏهن وف ١٢٩ تي رهندو تڏهن ان جو يقين ڪندؤ وف ١٣٠، ڇا هاڻي مڃو ٿا. اڳي تہ وف ١٣١

تَسْتَعْجِلُوْنَ ﴿٥١﴾ ثُمَّ قِيْلَ لِلَّذِيْنَ ظَلَمُوْا ذُوْقُوْا عَذَابَ الْخُلْدِ ۚ

ان جي تڪڙ ٿي ڪيو. پوءِ ظالمن کي چيو ويندو همیشہ جو عذاب چکو

هَلْ تُجْزَوْنَ اِلَّا بِمَا كُنْتُمْ تَكْسِبُوْنَ ﴿٥٢﴾ وَيَسْتَنْۢبِـُٔوْنَكَ اَحَقٌّ هُوَ ؕ

توهان کي توهان جي ڪرتوتن جو ئي بدلو ملندو. وف ١٣٢ ۽ توکان پڇن ٿا ڇا اهو وف ١٣٣ حق آهي

قُلْ اِيْ وَرَبِّيْٓ اِنَّهٗ لَحَقٌّ ؕ وَمَآ اَنْتُمْ بِمُعْجِزِيْنَ ﴿٥٣﴾ وَلَوْ اَنَّ

تون فرماءِ هائو منهنجي رب جو قسم بيشڪ اهو ضرور حق آهي ۽ توهان عاجز نہ ٿا ڪري سگهو وف ١٣٤ ۽ جيڪڏهن

لِكُلِّ نَفْسٍ ظَلَمَتْ مَا فِي الْاَرْضِ لَافْتَدَتْ بِهٖ ؕ وَاَسَرُّوا

هر ظلم ڪندڙ جان سموري زمين وف ١٣٥ جو مالڪ هجي ها تہ ضرور پنهنجي جان ڇڏائڻ جي واسطي ڏي ها وف ١٣٦ ۽ دل ئي دل ۾

النَّدَامَةَ لَمَّا رَاَوُا الْعَذَابَ ۚ وَقُضِيَ بَيْنَهُمْ بِالْقِسْطِ وَهُمْ لَا

پشيمان ٿيا جڏهن عذاب ڏٺائون ۽ انهن ۾ انصاف سان فيصلو ڪيو ويو ۽ انهن تي

يُظْلَمُوْنَ ﴿٥٤﴾ اَلَآ اِنَّ لِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ اَلَآ اِنَّ

ظلم نہ ٿيندو. ٻڌو بيشڪ الله جي واسطي آهي جو ڪجھ آسمانن ۾ ۽ زمين ۾ آهي وف ١٣٧ ٻڌي ڇڏيو بيشڪ

وَعْدَ اللّٰهِ حَقٌّ وَّلٰكِنَّ اَكْثَرَهُمْ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿٥٥﴾ هُوَ يُحْيٖ وَيُمِيْتُ

الله جو واعدو سچو آهي مگر انهن مان گهڻن کي ڄاڻ نہ آهي. اهو جياري ۽ ماري ٿو

وَاِلَيْهِ تُرْجَعُوْنَ ﴿٥٦﴾ يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ قَدْ جَآءَتْكُمْ مَّوْعِظَةٌ مِّنْ رَّبِّكُمْ

۽ ان جي طرف موٽايا ويندؤ. اي انسانو توهان وٽ توهان جي رب کان نصيحت

وَشِفَآءٌ لِّمَا فِي الصُّدُوْرِ ۙ وَهُدًى وَّرَحْمَةٌ لِّلْمُؤْمِنِيْنَ ﴿٥٧﴾ قُلْ

آئي وف ١٣٨ ۽ دلين جي صحت ۽ هدايت ۽ رحمت ايمان وارن جي واسطي.

بِفَضْلِ اللّٰهِ وَبِرَحْمَتِهٖ فَبِذٰلِكَ فَلْيَفْرَحُوْا ؕ هُوَ خَيْرٌ مِّمَّا

تون فرماءِ الله جي ئي فضل ۽ سندس رحمت تي جڳائي تہ خوشي ڪن وف ١٣٩ اهو انهن جي سمورن

منزل ٣

وقف النبي عليه السلام — ع ١٣ — ٥ — ١٠

وف ١٢٦ جنهن جي توهان جلدي ڪريو ٿا.

وف ١٢٧ جڏهن توهان غافل سمهيا پيا هجو.

وف ١٢٨ جڏهن توهان زندگيءَ جي ڪمن ۾ مشغول هجو.

وف ١٢٩ اهو عذاب توهان تي نازل.

وف ١٣٠ ان وقت جو يقين ڪو فائدو نہ ڏيندو ۽ چيو ويندو.

وف ١٣١ تڪذيب ۽ ٺٺوليءَ جي

وف ١٣٢ يعني دنيا ۾ جيڪي عمل ڪندا هيؤ ۽ ڪفر ۽ نبين سڳورن جي تڪذيب ۾ مصروف رهندا هيؤ، انهيءَ جو بدلو.

وف ١٣٣ بعث ۽ عذاب، جنهن جي نازل ٿيڻ جي توهان اسان کي خبر ڏني.

وف ١٣٤ يعني اهو توهان کي عذاب ضرور پهچندو.

وف ١٣٥ مال ومتاع، دفن ٿيل خزانو.

وف ١٣٦ ۽ قيامت جي ڏينهن ان کي پنهنجي ڇوٽڪاري جي لاءِ فديو ڪري ڇڏي ها، مگر اهو فديو قبول نہ آهي ۽ سموري دُنيا جي دولت خرچ ڪري بہ هاڻي ڇوٽڪارو ممڪن نہ آهي. جڏهن قيامت ۾ اهو منظر پيش آيو ۽ ڪافرن جون اميدون ختم ٿيون.

وف ١٣٧ پوءِ ڪافر ڪنهن شيءِ جو مالڪ ئي نہ آهي، بلڪ اهي پاڻ الله تعالى جا مملوڪ آهن، ان جو فديو ڏيڻ ممڪن ئي نہ آهي.

وف ١٣٨ هن آيت ۾ قرآن ڪريم جي اچڻ ۽ ان جي نصيحت، شفاء هدايت ۽ رحمت هجڻ جو بيان آهي تہ هي ڪتاب انهن عظيم فائدن جو جامع آهي. موعظت جي معنىٰ آهي، اها شيءِ جيڪا انسان کي مرغوب جي طرف سڏي ۽ خطري کان بچائي. خليل چيو تہ موعظت نيڪيءَ جي نصيحت ڪرڻ آهي. جنهن سان دل ۾ نرمي پيدا ٿئي. شفاء مان مُراد هيءَ آهي تہ قرآن پاڪ دلي مرضن کي دور ڪري ٿو. دل جا مرض خراب اخلاق، فاسد عقيدا ۽ هلاڪ ڪندڙ جهالت آهن. قرآن پاڪ انهن سمورن مرضن کي دور ڪري ٿو. قرآن ڪريم جي صفت ۾ هدايت بہ فرمايو انس نہ ڇو تہ اهو گمراهيءَ کان بچائي ٿو ۽ حق جي وات ڏيکاري ٿو ۽ ايمان وارن جي لاءِ رحمت هن ڪري فرمايو انس تہ اهي ئي هن مان فائدو حاصل ڪن ٿا.

وف ١٣٩ فرح: ڪنهن پياري ۽ محبوب شيءِ جي لهڻ سان دل کي جيڪا لذت حاصل ٿئي ٿي، ان کي فرح چون ٿا. معنىٰ هيءَ آهي تہ ايمان وارن کي الله تعالى جي فضل و رحمت تي خوش ٿيڻ گهرجي، ڇو تہ ان انهن کي نصيحتن ۽ دلين جي شفا ۽ ايمان سان دل جي راحت ۽ سڪون عطا فرمايا. حضرت ابن عباس رضی الله تعالى عنهما، حسن ۽ قتاده چيو تہ الله تعالى جي فضل مان اسلام ۽ ان جي رحمت مان قرآن پاڪ مُراد آهي. هڪ قول هيءَ آهي تہ فضل الله مان قرآن ڪريم ۽ رحمت مان حديثون مراد آهن.

يَجْمَعُوْنَ ﴿۵۸﴾ قُلْ اَرَءَيْتُمْ مَّآ اَنْزَلَ اللّٰهُ لَكُمْ مِّنْ رِّزْقٍ فَجَعَلْتُمْ

دولت کان بهتر آهي. تون فرماءِ ڀلا ٻڌايو ته جيڪو الله توهان جي واسطي جيڪي رزق لاٿو ان ۾ توهان پنهنجي طرفان حلال

مِّنْهُ حَرَامًا وَّحَلٰلًا ۭ قُلْ آٰللّٰهُ اَذِنَ لَكُمْ اَمْ عَلَى اللّٰهِ تَفْتَرُوْنَ ﴿۵۹﴾

حرام ٺاهي ورتو ف۱۴۰ تون فرماءِ ڇا الله توهان کي اها اجازت ڏني آهي يا الله تي ڪُوڙ ڪُڙيو ٿا. ف۱۴۱ ۽

وَمَا ظَنُّ الَّذِيْنَ يَفْتَرُوْنَ عَلَى اللّٰهِ الْكَذِبَ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ۭ اِنَّ اللّٰهَ

ڇا گمان آهي انهن جو جيڪي الله تي ڪوڙ گهڙين ٿا ته قيامت ۾ انهن جو ڪهڙو حال ٿيندو ۽ بيشڪ

لَذُوْ فَضْلٍ عَلَى النَّاسِ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَهُمْ لَا يَشْكُرُوْنَ ﴿۶۰﴾ وَمَا تَكُوْنُ

الله ماڻهن تي فضل فرمائيندو آهي ف۱۴۲ مگر اڪثر ماڻهو شڪر نٿا ڪن. ۽ تون ڪنهن

فِيْ شَاْنٍ وَّمَا تَتْلُوْا مِنْهُ مِنْ قُرْاٰنٍ وَّلَا تَعْمَلُوْنَ مِنْ عَمَلٍ

ڪم ۾ هجين ف۱۴۳ ۽ ان جي طرف کان قرآن مان ڪجهه پڙهو ۽ توهان ماڻهو ف۱۴۴ ڪو به ڪم ڪيو

اِلَّا كُنَّا عَلَيْكُمْ شُهُوْدًا اِذْ تُفِيْضُوْنَ فِيْهِ ۭ وَمَا يَعْزُبُ عَنْ

اسان توهان تي شاهد هوندا آهيون جڏهن توهان ان کي شروع ڪندا آهيو ۽ تنهنجي رب

رَّبِّكَ مِنْ مِّثْقَالِ ذَرَّةٍ فِي الْاَرْضِ وَلَا فِي السَّمَاۗءِ وَلَآ

کان ذري برابر به ڪا شيءِ غائب نه آهي زمين ۾ ۽ نه آسمان ۾ ۽ نه ان کان

اَصْغَرَ مِنْ ذٰلِكَ وَلَآ اَكْبَرَ اِلَّا فِيْ كِتٰبٍ مُّبِيْنٍ ﴿۶۱﴾ اَلَآ اِنَّ اَوْلِيَاۗءَ

ننڍي ۽ نه ان کان وڏي ڪا شيءِ مگر هڪ روشن ڪتاب ۾ آهي ف۱۴۵ ٻڌو بيشڪ الله

اللّٰهِ لَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ﴿۶۲﴾ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَكَانُوْا

جي ولين تي ڪو به خوف نه آهي ۽ نه ئي ڪو غم ف۱۴۶ اهي جن ايمان آندو ۽ تقويٰ

يَتَّقُوْنَ ﴿۶۳﴾ لَهُمُ الْبُشْرٰى فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا وَفِي الْاٰخِرَةِ ۭ لَا

اختيار ڪندا رهيا. انهن جي واسطي خوشخبري آهي دنيا جي زندگي ۾ ف۱۴۷ ۽ آخرت ۾ الله جا

تَبْدِيْلَ لِكَلِمٰتِ اللّٰهِ ۭ ذٰلِكَ هُوَ الْفَوْزُ الْعَظِيْمُ ﴿۶۴﴾ وَلَا يَحْزُنْكَ

ڪلمان (ڳالهيون) تبديل نٿا ٿي سگهن ف۱۴۸ اهائي وڏي ڪاميابي آهي. ۽ توهان کي انهن جي

قَوْلُهُمْ ۘ اِنَّ الْعِزَّةَ لِلّٰهِ جَمِيْعًا ۭ هُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ ﴿۶۵﴾ اَلَآ اِنَّ لِلّٰهِ

ڳالهين تي ڏک نه ٿئي ف۱۴۹ بيشڪ سموري عزت الله جي واسطي آهي ف۱۵۰ اهو ئي ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي. ٻڌو بيشڪ الله



ف۱۴۰ جهڙيءَ طرح جاهلن بحيره سائبه وغيره کي پنهنجي طرف کان حرام قرار ڏيئي ڇڏيو هو. ف۱۴۱ مسئلو: هن آيت مان ثابت ٿيو ته ڪنهن شيءِ کي پنهنجي طرف کان حلال يا حرام ڪرڻ ممنوع ۽ خدا تي بهتان آهي. (الله تعاليٰ جي پناهه). اڄڪلهه گهڻا ماڻهو ان ۾ مبتلا آهن. ممنوعات کي حلال چون ٿا ۽ مباحات کي حرام. ڪي وياج کي حلال ڪرڻ تي جميل آهن ۽ ڪي تصوير ن کي، ڪي راند تماشن کي، ڪي عورتن جي بي تيدين ۽ بي پردگين کي، ڪي بک هڙتال کي، جيڪا خودڪشي آهي، مباح سمجهن ٿا ۽ حلال چون ٿا ۽ ڪي ماڻهو حلال شين کي حرام ڪرڻ تي جميل آهن. جيئن محفل ميلاد کي، فاتحه کي، يارهين شريف کي ۽ ايصال ثواب جي ٻين طريقن کي، ڪي ميلاد شريف، فاتحه، توشه جي شيريني ۽ تبرڪ کي، جيڪي سڀ حلال ۽ پاڪ آهن، ناجائز ۽ ممنوع ٻڌائن ٿا. انهيءَ کي قرآن پاڪ، خدا تي بهتان لڳائڻ ٻڌايو آهي. ف۱۴۲ جو رسول موڪليو ۽ ڪتاب نازل فرمايو ۽ حلال وحرام کان باخبر ڪيو. ف۱۴۳ اي حبيب اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم! ف۱۴۴ اي مسلمانو! ف۱۴۵ ڪتابِ مُبين مان لوح محفوظ مراد آهي. ف۱۴۶ وليّ جو اصل ولاء مان آهي، جيڪو قرب ۽ مدد جي معنيٰ ۾ آهي. وليُّ الله اهو آهي جيڪو فرائض سان قربِ الاهي حاصل ڪري ۽ اطاعت الاهي ۾ مشغول رهي ۽ ان جي دل جلالِ الاهي جي روشنيءَ جي معرفت ۾ مستغرق هجي. جڏهن ڏسي ته قدرت الاهي جا دليل ڏسي ۽ جڏهن ٻڌي ته الله تعاليٰ جون آيتون ئي ٻڌي ۽ جڏهن ڳالهائي ته پنهنجي رب جي تعريف سان ئي ڳالهائي ۽ جڏهن حرڪت ڪري ته طاعتِ الاهي ۾ حرڪت ڪري ۽ جڏهن ڪوشش ڪري ته ان امر ۾ ڪري، جيڪو قُربِ الاهي جو ذريعو هجي الله تعاليٰ جي ذڪر کان نه ٿڪجي ۽ دل جي اکين سان خدا کان سواءِ غير کي نه ڏسي. اها صفت ولين جي آهي. ٻانهو جڏهن اِن حال تي پهچي ٿو ته تڏهن الله تعاليٰ ان جو ولي وناصر ۽ معين ومددگار ٿئي ٿو. متڪلمين چون ٿا ته ولي اهو آهي، جيڪو صحيح اعتقاد مبني بردليل رکندو هجي ۽ صالح عمل شريعت جي مطابق ادا ڪندو هجي. ڪن عارفن فرمايو ته ولايت نالو آهي قربِ الاهي ۽ هميشه الله تعاليٰ سان گڏ مشغول رهڻ جو. جڏهن ٻانهو ان مقام تي پهچي ٿو تڏهن اُن کي ڪنهن شيءِ جو خوف نٿو رهي ۽ نه ڪنهن شيءِ جي ختم ٿي وڃڻ جو غم ٿئي ٿو. حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما فرمايو ته ولي اهو آهي، جنهن کي ڏسڻ سان الله تعاليٰ ياد اچي. اهو ئي طبريءَ جي حديث ۾ آهي. ابن زيد چيو ته ولي اهو آهي، جنهن ۾ اها صفت هجي، جيڪا هن آيت ۾ مذڪور آهي اَلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَكَانُوْا يَتَّقُوْنَ يعني ايمان ۽ تقويٰ ٻنهي جو جامع هجي. ڪن عالمن فرمايو ته ولي اُهي آهن، جيڪي خالص الله تعاليٰ جي لاءِ محبت ڪن. ولين جي اها صفت گهڻين حديثن ۾ وارد ٿي آهي. ڪن اڪابرن فرمايو ته ولي اُهي آهن، جيڪي طاعت سان قربِ الاهي جي ڳولا ڪن ٿا ۽ الله تعاليٰ ڪرامت سان انهن جي ڪارسازي فرمائي ٿو يا اُهي جن جي هدايت جو دليل سان گڏ الله تعاليٰ ڪفيل هجي ۽ اهي ان جي بندگيءَ جي حق ادا ڪرڻ ۽ ان جي خلق تي رحم ڪرڻ جي لاءِ وقف ٿي ويا. اهي معنائون ۽ عبارتون جيتوڻيڪ الڳ آهن، پر انهن ۾ اختلاف ڪجهه به نه آهي، ڇو ته هر هڪ عبارت ۾ وليءَ جي هڪ صفت بيان ڪئي وئي آهي. جيئن قربِ الاهي حاصل ٿئي ٿو، اهي سڀ صفتون ان ۾ هونديون آهن. ولايت جي درجن ۽ مرتبن ۾ هر هڪ پنهنجي درجي جي قدر سان فضل ۽ شرف رکي ٿو. ف۱۴۷ هن خوشخبريءَ مان يا ته اها مراد آهي، جيڪا پرهيزگار ايمان وارن کي قرآن ڪريم ۾ جا بجا ڏني وئي آهي يا بهترين خواب مراد آهي، جيڪو مؤمن ڏسندو آهي يا ان جي لاءِ ڏٺو ويندو آهي، جيئن ته گهڻين حديثن ۾ وارد ٿيو آهي ۽ ان جو سبب هي آهي ته وليءَ جي دل ۽ ان جو روح ٻئي ذڪرالاهي ۾ مستغرق رهن ٿا ته پوءِ خواب جي وقت اُن جي دل ۾ ذڪر ۽ معرفت الاهيءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهه نه هوندو آهي، ان ڪري جڏهن وليءَ خواب ڏسندو آهي، تڏهن ان جو خواب سچو ۽ الله تعاليٰ جي طرف کان ان جي حق ۾ خوشخبري ٿيندو آهي. ڪن مفسرن ان خوشخبريءَ مان دنيا جي نيڪ نامي به مُراد ورتي آهي. مسلم شريف جي حديث ۾ آهي ته محبوب سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن کي عرض ڪيو ويو ته ان شخص جي لاءِ ڇا ارشاد فرمايو ٿا، جيڪو نيڪ عمل ڪري ٿو ۽ ماڻهو ان جي تعريف ڪن ٿا. فرمايائون ته اها مؤمن جي لاءِ عاجل خوشخبري آهي. عالم فرمائين ٿا ته اها عاجل خوشخبري، رضاءِ الاهي ۽ الله تعاليٰ جي محبت فرمائڻ ۽ خلق جي دل ۾ محبت وجهي ڇڏڻ جو دليل آهي. حديث شريف ۾ آيل آهي ته ان کي زمين ۾ مقبول ڪيو ويندو آهي. قتاده چيو ته ملائڪ موت جي وقت الله تعاليٰ جي طرف کان خوشخبري ڏين ٿا. عطا جو قول آهي ته دنيا جي خوشخبري ته اُها آهي، جيڪا ملائڪ موت جي وقت ٻڌائن ٿا ۽ آخرت جي خوشخبري اُها آهي، جيڪا مؤمن کي ساهه نڪرڻ کان پوءِ ٻڌائي وڃي ٿي ته هن کان الله تعاليٰ راضي آهي. ف۱۴۸ ان جا وعدا اخلاف نٿا ٿي سگهن. جيڪي ان پنهنجي ڪتاب ۾ ۽ پنهنجن رسولن جي زبان سان پنهنجن ولين ۽ پنهنجن فرمانبردارن ...

مَنْ فِی السَّمٰوٰتِ وَمَنْ فِی الْاَرْضِ ؕ وَمَا یَتَّبِعُ الَّذِیْنَ یَدْعُوْنَ

جي ئي ملڪيت ۾ آهن جيترا به آسمانن ۾ آهن ۽ جيترا زمين ۾ ف١٥١ ۽ ڇا جي پٺيان وڃي رهيا آهن ف١٥٢

مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ شُرَكَآءَ ؕ اِنْ یَّتَّبِعُوْنَ اِلَّا الظَّنَّ وَ اِنْ هُمْ اِلَّا

جيڪي الله کان سواءِ شريڪن کي پڪارين ٿا. اهي ته گمان جي پٺيان آهن ۽ اهي فقط اٽڪل

یَخْرُصُوْنَ ﴿۶۶﴾ هُوَ الَّذِیْ جَعَلَ لَكُمُ الَّیْلَ لِتَسْكُنُوْا فِیْهِ وَالنَّهَارَ

(ڏکا) هڻندا آهن. ف١٥٣ اهوئي آهي جنهن توهان جي واسطي رات پيدا ڪئي جيئن توهان ان ۾ آرام ڪريو ف١٥٤ ۽ ڏينهن

مُبْصِرًا ؕ اِنَّ فِیْ ذٰلِكَ لَاٰیٰتٍ لِّقَوْمٍ یَّسْمَعُوْنَ ﴿۶۷﴾ قَالُوا اتَّخَذَ اللّٰهُ

اکيون کوليندڙ ف١٥٥ بيشڪ ان ۾ نشانيون آهن ٻڌندڙن جي واسطي. ف١٥٦ چون ٿا ته الله پنهنجي واسطي

وَلَدًا سُبْحٰنَهٗ ؕ هُوَ الْغَنِیُّ ؕ لَهٗ مَا فِی السَّمٰوٰتِ وَمَا فِی الْاَرْضِ ؕ اِنْ

اولاد ٺاهي آهي ف١٥٧ پاڪائي آهي سندس ۽ اهوئي بي نياز آهي، انهي جو آهي جو ڪجهه آسمانن ۾ آهي ۽ جو ڪجهه زمين ۾ ف١٥٨

عِنْدَكُمْ مِّنْ سُلْطٰنٍۭ بِهٰذَا ؕ اَتَقُوْلُوْنَ عَلَی اللّٰهِ مَا لَا تَعْلَمُوْنَ ﴿۶۸﴾

توهان وٽ ان جو ڪوبه دليل نه آهي ڇا الله جي خلاف اها ڳالهه ڪريو ٿا، جنهن جي توهان کي ڄاڻ نه آهي.

قُلْ اِنَّ الَّذِیْنَ یَفْتَرُوْنَ عَلَی اللّٰهِ الْكَذِبَ لَا یُفْلِحُوْنَ ﴿۶۹﴾ ؕ

تون فرماءِ اهي جيڪي الله تي ڪوڙ گهڙين ٿا تن جو ڀلو نه ٿيندو.

مَتَاعٌ فِی الدُّنْیَا ثُمَّ اِلَیْنَا مَرْجِعُهُمْ ثُمَّ نُذِیْقُهُمُ الْعَذَابَ الشَّدِیْدَ

دنيا ۾ ڪجهه نفعو وٺڻو آهي پوءِ انهن کي اسان جي طرف موٽي اچڻو آهي پوءِ اسان انهن کي سخت عذاب

بِمَا كَانُوْا یَكْفُرُوْنَ ﴿۷۰﴾ وَاتْلُ عَلَیْهِمْ نَبَاَ نُوْحٍ ۘ اِذْ قَالَ لِقَوْمِهٖ

چکائينداسين سندن ڪفر جي سبب انهن کي نوح جي خبر پڙهي ٻڌاءِ جڏهن انهي پنهنجي قوم

یٰقَوْمِ اِنْ كَانَ كَبُرَ عَلَیْكُمْ مَّقَامِیْ وَ تَذْكِیْرِیْ بِاٰیٰتِ اللّٰهِ

کي چيو اي منهنجي قوم جيڪڏهن توهان کي ڏکيو لڳو آهي منهنجو رهڻ ف١٥٩ ۽ الله جون نشانيون ياد ڏيارڻ ف١٦٠ ته پوءِ

فَعَلَی اللّٰهِ تَوَكَّلْتُ فَاَجْمِعُوْۤا اَمْرَكُمْ وَ شُرَكَآءَكُمْ ثُمَّ لَا یَكُنْ

مان الله تي ڀروسو ڪيو ف١٦١ پوءِ توهان سمورا پنهنجي ڪوڙن معبودن سميت پنهنجو ڪم پڪو ڪيو ته پوءِ توهان جي

اَمْرُكُمْ عَلَیْكُمْ غُمَّةً ثُمَّ اقْضُوْۤا اِلَیَّ وَلَا تُنْظِرُوْنِ ﴿۷۱﴾ فَاِنْ تَوَلَّیْتُمْ

ڪم ۾ ڪو به ڳجهه توهان تي نه رهي پوءِ جيڪي ٿي سگهي منهنجي واسطي فيصلو ڪيو ۽ مون کي مهلت نه ڏيو ف١٦٢ پوءِ جيڪڏهن توهان منهن

ع ١٠ / ١٢

سان فرمايا. ف١٤٩ هن ۾ محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي تسڪين فرمائي وئي ته ڪافر نابڪار جيڪي توهان جي تڪذيب ڪن ٿا ۽ توهان جي خلاف برا برا مشورا ڪن ٿا، توهان ان جو ڪو غم نه فرمايو. ف١٥٠ اهو جنهن کي گهري عزت ڏئي ۽ جنهن کي گهري ذليل ڪري. اي سيد الانبياءِ! اهو توهان جو ناصر ۽ مددگار آهي. ان توهان کي ۽ توهان جي صدقي ۾ توهان جي فرمانبردارن کي عزت ڏني. جيئن ٻئي آيت ۾ فرمايو اٿس ته الله تعالىٰ جي لاءِ عزت آهي ۽ ان جي رسول جي لاءِ ۽ ايمان وارن جي لاءِ.

ف١٥١ سڀ ان جا مملوڪ آهن، ان جي قدرت ۽ اختيار هيٺ، ۽ مملوڪ رب نه ٿو ٿي سگهي. ان ڪري الله تعالىٰ کان سواءِ هر هڪ جي پوڄا باطل آهي. هي توحيد جو هڪ عمدو دليل آهي.

ف١٥٢ يعني ڪنهن دليل جي تابعداري ڪن ٿا، مراد هي آهي ته انهن وٽ ڪو دليل نه آهي.

ف١٥٣ ۽ بي دليل، صرف گمان فاسد سان پنهنجن باطل معبودن کي خدا جو شريڪ بڻائن ٿا. ان کان پوءِ الله تعالىٰ پنهنجي قدرت ۽ نعمت جو اظهار فرمائي ٿو.

ف١٥٤ ۽ آرام ڪري ڏينهن جي ٿڪاوٽ دور ڪريو.

ف١٥٥ روشن ته جيئن توهان پنهنجي زندگيءَ جي حاجتن ۽ سبب کي پورو ڪري سگهو.

ف١٥٦ جيڪي ٻڌن ۽ سمجهن ته جنهن انهن شين کي پيدا ڪيو آهي، اهوئي معبود آهي، ان جو ڪو شريڪ نه آهي، ان کان پوءِ مشرڪن جو هڪ مقولو ذڪر فرمائي ٿو.

ف١٥٧ ڪافرن جو هي ڪلمو نهايت بڇڙو ۽ انتها درجي جي جهالت آهي الله تعالىٰ ان جو رد فرمائي ٿو.

ف١٥٨ هتي مشرڪن جي ان مقولي جا ٽي رد فرمايا ٿئين. پهريون رد ته سُبْحٰنَهٗ ڪلمي ۾ آهي، جنهن ۾ ٻڌايو ويو ته ان جي ذات اولاد کان پاڪ آهي ته اهو حقيقي واحد آهي. ٻيو رد هُوَ الْغَنِیُّ فرمائڻ ۾ آهي ته اهو سموري مخلوق کان بي نياز آهي ته پوءِ اولاد ان جي لاءِ ڪيئن ٿي سگهي ٿي. اولاد ته يا ڪمزور گهرندو جيئن ان سان قوت حاصل ڪري يا فقير گهرندو آهي، جيئن ان کان مدد وٺي يا ذليل گهرندو آهي، جيئن ان ذريعي عزت حاصل ڪري، مطلب ته جيڪو گهرندو آهي، سو حاجت رکندو آهي، پوءِ جيڪو غني يا غير محتاج هجي ان لاءِ ولد ڪهڙيءَ طرح ٿي سگهي ٿو. ولد والد جو ڀاڱو هڪ جزو ٿيندو آهي ته پوءِ والد هجڻ کي لازم مرڪب هجڻ مرڪب هجڻ ممڪن هجڻ کي ۽ هر ممڪن غير جو محتاج آهي، ته پوءِ حادث ٿيو. انهي ڪري محال ٿيو ته غني قديم جو ولد هجي. ٽيون رد لَهٗ مَا فِی السَّمٰوٰتِ وَمَا فِی الْاَرْضِ ۾ آهي ته سموري مخلوق ان جي مملوڪ آهي ۽ مملوڪ هجڻ پٽ هجڻ سان گڏ جمع نه ٿو ٿئي. انهي ڪري انهن مان ڪو ان جو اولاد نه ٿو ٿي سگهي. ف١٥٩ ۽ گهڻي مدت تائين توهان ۾ رهڻ. ف١٦٠ ۽ ان تي توهان منهنجي قتل ڪرڻ ۽ ڪڍڻ جو ارادو ڪيو آهي ف١٦١ ۽ پنهنجو معاملو ان واحد لاشريڪ له جي حوالي ڪيو. ف١٦٢ مون کي ڪا پرواهه نه آهي. حضرت نوح عليه السلام جو اهو ڪلام معجزي جي طريقي سان آهي. مقصد هي آهي ته مون کي پنهنجي قوي ۽ قادر پالڻهار تي پورو پورو ڀروسو آهي. توهان ۽ توهان جا بي اختيار معبود مون کي ڪوبه نقصان پهچائي نه ٿا سگهن.

فَمَا سَاَلْتُكُمْ مِّنْ اَجْرٍؕ اِنْ اَجْرِیَ اِلَّا عَلَی اللّٰهِ ۙ وَاُمِرْتُ اَنْ

ڦيريو وٺ ١٦٣ تہ مان توهان کان ڪا مزوري نہ گهران وٺ ١٦٤ منهنجو اجر تہ فقط الله تي آهي وٺ ١٦٥ ۽ مون کي حڪم آهي تہ مان

اَكُوْنَ مِنَ الْمُسْلِمِيْنَ ﴿۷۲﴾ فَكَذَّبُوْهُ فَنَجَّيْنٰهُ وَمَنْ مَّعَهٗ فِی

مسلمانن مان هجان. پوءِ انهن ان کي وٺ ١٦٦ ڪوڙو سمجهيو پوءِ اسان ڇوٽڪارو ڏنو انهيءَ کي ۽ انهن کي جيڪي ساڻس ٻيڙي

الْفُلْكِ وَجَعَلْنٰهُمْ خَلٰٓئِفَ وَاَغْرَقْنَا الَّذِیْنَ كَذَّبُوْا بِاٰیٰتِنَا ۚ فَانْظُرْ

۾ گڏ هئا ۽ اسان انهن کي نائب ڪيو وٺ ١٦٧ ۽ اسان ٻوڙيو انهن کي جن اسان جي آيتن کي ڪوڙو سمجهيو

كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الْمُنْذَرِیْنَ ﴿۷۳﴾ ثُمَّ بَعَثْنَا مِنْۢ بَعْدِهٖ رُسُلًا

پوءِ ڏس تہ ڊيڄاريلن جو انجام ڪيئن ٿيو. پوءِ ان کان بعد اسان ٻيا رسول موڪليا

اِلٰی قَوْمِهِمْ فَجَآءُوْهُمْ بِالْبَیِّنٰتِ فَمَا كَانُوْا لِیُؤْمِنُوْا بِمَا كَذَّبُوْا بِهٖ

وٺ ١٦٨ سندن قومن جي طرف پوءِ اهي انهن وٽ روشن دليل وٺي آيا پوءِ بہ اهي ان تي ايمان آڻڻ وارا نہ هئا

مِنْ قَبْلُ ؕ كَذٰلِكَ نَطْبَعُ عَلٰی قُلُوْبِ الْمُعْتَدِیْنَ ﴿۷۴﴾ ثُمَّ بَعَثْنَا

جنهن کي اڳي ڪوڙو چئي چڪا هئا اهڙيءَ طرح اسان ٺپو هڻي ڇڏيندا آهيون سرڪشن جي دلين تي.

مِنْۢ بَعْدِهِمْ مُّوْسٰی وَهٰرُوْنَ اِلٰی فِرْعَوْنَ وَمَلَا۟ئِهٖ بِاٰیٰتِنَا

پوءِ ان کان بعد اسان موسيٰ ۽ هارون کي فرعون ۽ ان جي درٻارين جي طرف پنهنجون نشانيون ڏيئي

فَاسْتَكْبَرُوْا وَكَانُوْا قَوْمًا مُّجْرِمِیْنَ ﴿۷۵﴾ فَلَمَّا جَآءَهُمُ الْحَقُّ مِنْ

موڪليو پوءِ انهن وڏائي ڪئي ۽ اهي ڏوهاري ماڻهو هئا. پوءِ جڏهن انهن وٽ اسان جي طرفان

عِنْدِنَا قَالُوْۤا اِنَّ هٰذَا لَسِحْرٌ مُّبِیْنٌ ﴿۷۶﴾ قَالَ مُوْسٰۤی اَتَقُوْلُوْنَ

حق آيو وٺ ١٦٩ چوڻ لڳا بيشڪ هي تہ کليو جادو آهي. موسيٰ چيو، ڇا! حق جي واسطي ايئن چئو ٿا

لِلْحَقِّ لَمَّا جَآءَكُمْ ؕ اَسِحْرٌ هٰذَا ؕ وَلَا یُفْلِحُ السّٰحِرُوْنَ ﴿۷۷﴾ قَالُوْۤا

جڏهن اهو توهان وٽ آيو ڇا هي جادو آهي وٺ ١٧٠ ۽ جادوگر ڪامياب نہ ٿيندا آهن. چوڻ لڳا وٺ ١٧١ ڇا تون

اَجِئْتَنَا لِتَلْفِتَنَا عَمَّا وَجَدْنَا عَلَیْهِ اٰبَآءَنَا وَتَكُوْنَ لَكُمَا الْكِبْرِیَآءُ

اسان وٽ ان جي واسطي آيو آهين تہ اسان کي ان وٺ ١٧٢ کان ڦيري ڇڏين جنهن تي اسان پنهنجي پيءُ ڏاڏن کي لڌو ۽ هوءَ زمين ۾ توهان

فِی الْاَرْضِ ؕ وَمَا نَحْنُ لَكُمَا بِمُؤْمِنِیْنَ ﴿۷۸﴾ وَقَالَ فِرْعَوْنُ ائْتُوْنِیْ

ٻنهي جي واسطي وڏائي رهي ۽ اسان توهان تي ايمان آڻڻ وارا نہ آهيون. ۽ فرعون وٺ ١٧٣ چيو هر علم واري جادوگر کي

وٺ ١٦٣ منهنجيءَ نصيحت کان.

وٺ ١٦٤ جنهن جي فوت ٿيڻ جو مون کي افسوس آهي.

وٺ ١٦٥ اهوئي مون کي جزا ڏيندو. مطلب هي آهي تہ منهنجو وعظ ۽ نصيحت خالص الله تعاليٰ جي لاءِ آهي، ڪنهن دنيوي غرض کان نہ آهي.

وٺ ١٦٦ يعني حضرت نوح عليہ السلام کي.

وٺ ١٦٧ ۽ هلاڪ ٿيڻ وارن کان پوءِ زمين ۾ ساڪن ڪيوسين.

وٺ ١٦٨ هود، صالح، ابراهيم، لوط، شعيب وغيرهم عليهم الصلوٰة والسلام.

وٺ ١٦٩ حضرت موسيٰ عليہ السلام جي واسطي سان ۽ فرعونين سڃاڻي ورتو تہ اهو حق آهي، الله تعاليٰ جي طرف کان آهي تہ پوءِ بہ راهِ نفسيا.

وٺ ١٧٠ هرگز نہ آهي. وٺ ١٧١ فرعوني، حضرت موسيٰ عليہ الصلوٰة والسلام کي.

وٺ ١٧٢ دين وملت ۽ بُت پرستي ۽ فرعون پرستي.

وٺ ١٧٣ سرڪش ۽ متڪبر چاهيو تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام جي معجزي جو مقابلو باطل سان ڪري ۽ دنيا کي هن مغالطي ۾ وجهي تہ حضرت موسيٰ عليہ الصلوٰة والسلام جا معجزا (معاذ الله) جادوءَ جي قسم مان آهن، ان ڪري اُن.

بِكُلِّ سٰحِرٍ عَلِيْمٍ ﴿٧٩﴾ فَلَمَّا جَآءَ السَّحَرَةُ قَالَ لَهُمْ مُّوْسٰۤى اَلْقُوْا

مون وٽ وٺي اچو. پوءِ جڏهن جادوگر آيا موسىٰ انهن کي فرمايو ڦٽي ڪريو جيڪي توهان کي

مَاۤ اَنْتُمْ مُّلْقُوْنَ ﴿٨٠﴾ فَلَمَّاۤ اَلْقَوْا قَالَ مُوْسٰى مَا جِئْتُمْ بِهِ ۙ السِّحْرُ ؕ

سٽڻو آهي ف١٧٤ پوءِ جڏهن انهن سٽيو موسىٰ چيو هي جو ڪجهه توهان آندو آهي سو ته جادو

اِنَّ اللّٰهَ سَيُبْطِلُهٗ ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَا يُصْلِحُ عَمَلَ الْمُفْسِدِيْنَ ﴿٨١﴾

آهي ف١٧٥ اجهو بيشڪ الله ان کي باطل ڪندو، الله فسادين جو ڪم نه ٺاهيندو آهي.

وَيُحِقُّ اللّٰهُ الْحَقَّ بِكَلِمٰتِهٖ وَلَوْ كَرِهَ الْمُجْرِمُوْنَ ﴿٨٢﴾ ع فَمَاۤ اٰمَنَ

۽ الله پنهنجي ڪلمن سان حق کي حق ڪري ڏيکاريندو آهي ف١٧٦ ڀلي مجرمن کي نه وڻي. پوءِ موسىٰ تي ايمان نه آندو مگر

لِمُوْسٰۤى اِلَّا ذُرِّيَّةٌ مِّنْ قَوْمِهٖ عَلٰى خَوْفٍ مِّنْ فِرْعَوْنَ وَمَلَا۟ئِهِمْ

سندس قوم جي اولاد مان ڪجهه ماڻهن ف١٧٧ فرعون ۽ ان جي درٻارين کان خوف جي سبب ته متان انهن کي

اَنْ يَّفْتِنَهُمْ ؕ وَاِنَّ فِرْعَوْنَ لَعَالٍ فِى الْاَرْضِ ۚ وَاِنَّهٗ لَمِنَ

ف١٧٨ هٽڻ تي مجبور ڪري نه وجهن ۽ بيشڪ فرعون زمين تي ڳاٽ اوچو ڪندڙ هو ۽ بيشڪ اهو حد

الْمُسْرِفِيْنَ ﴿٨٣﴾ وَقَالَ مُوْسٰى يٰقَوْمِ اِنْ كُنْتُمْ اٰمَنْتُمْ بِاللّٰهِ

کان لنگهي ويو. ف١٧٩ ۽ موسىٰ چيو اي منهنجي قوم! جيڪڏهن توهان الله تي ايمان آندو ته پوءِ

فَعَلَيْهِ تَوَكَّلُوْۤا اِنْ كُنْتُمْ مُّسْلِمِيْنَ ﴿٨٤﴾ فَقَالُوْا عَلَى اللّٰهِ تَوَكَّلْنَا ۚ

انهيءَ تي ڀروسو ڪريو ف١٨٠ جيڪڏهن توهان اسلام رکو ٿا. چون لڳا اسان الله تي ڀروسو ڪيو

رَبَّنَا لَا تَجْعَلْنَا فِتْنَةً لِّلْقَوْمِ الظّٰلِمِيْنَ ﴿٨٥﴾ ۙ وَنَجِّنَا بِرَحْمَتِكَ

اي اسان جا رب اسان کي ظالم ماڻهن جي واسطي آزمائش نه بڻاءِ. ف١٨١ ۽ پنهنجي رحمت فرمائي اسان کي

مِنَ الْقَوْمِ الْكٰفِرِيْنَ ﴿٨٦﴾ وَاَوْحَيْنَاۤ اِلٰى مُوْسٰى وَاَخِيْهِ اَنْ تَبَوَّاٰ

ڪافرن کان ڇوٽڪارو ڏي. ف١٨٢ اسان موسىٰ ۽ ان جي ڀاءُ کي وحي موڪليو ته مصر ۾

لِقَوْمِكُمَا بِمِصْرَ بُيُوْتًا وَّاجْعَلُوْا بُيُوْتَكُمْ قِبْلَةً وَّاَقِيْمُوا الصَّلٰوةَ ؕ

پنهنجي قوم جي واسطي جايون ٺاهيو ۽ پنهنجي گهرن تي نماز جي جاءِ مقرر ڪريو ف١٨٣ ۽ نماز قائم رکو

وَبَشِّرِ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿٨٧﴾ وَقَالَ مُوْسٰى رَبَّنَاۤ اِنَّكَ اٰتَيْتَ فِرْعَوْنَ وَ

۽ مسلمانن کي خوشخبري ٻڌاءِ ف١٨٤ ۽ موسىٰ عرض ڪيو اي اسان جا رب تو فرعون ۽ ان جي سردارن کي سينگار



ف١٧٤ رسا، شهتير وغيره ۽ جيڪو توهان کي جادو ڪرڻو آهي، ڪريو، اهو پاڻ هن ڪري فرمايائون ته حق ۽ باطل ظاهر ٿي وڃي ۽ جادو جا ڪرشما جيڪي اهي ڪرڻ وارا آهن، انهن جو فساد واضح ٿئي.

ف١٧٥ نه اهي آيات الاهيه، جن کي فرعون پنهنجي بي ايماني سان جادو ٻڌايو.

ف١٧٦ پنهنجي حڪم، پنهنجي قضا ۽ قدر ۽ پنهنجي ان وعدي سان ته حضرت موسىٰ عليه السلام کي جادوگرن تي غالب ڪندو.

ف١٧٧ هن ۾ محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي تسلي آهي ته پاڻ پنهنجي امت جي ايمان آڻڻ جو نهايت اهتمام فرمائيندا هئا ۽ انهن جي منهن موڙڻ سان غمگين ٿيندا هئا. سندن تسڪين فرمائي وئي ته هن جي باوجود، جو حضرت موسىٰ عليه السلام ايترو وڏو معجزو ڏيکاريو پوءِ به ٿورن ماڻهن ايمان آندو. اهڙيون حالتون نبين سڳورن کي پيش اينديون رهيون آهن. پاڻ پنهنجي امت جي منهن موڙڻ سان رنجيده نه ٿين. مِنْ قَوْمِهٖ ۾ جيڪو ضمير آهي، اهو يا ته حضرت موسىٰ عليه السلام جي طرف ورندڙ آهي. هن صورت ۾ قوم جي ذريت مان بني اسرائيل مراد ٿيندا، جن جي اولاد مصر ۾ ساڻس گڏ هئي ۽ هڪ قول هيءُ آهي ته هن مان اهي ماڻهو مراد آهن، جيڪي فرعون جي قتل کان بچي رهيا هئا، جو ته جڏهن بني اسرائيل جا ڇوڪرا فرعون جي حڪم سان قتل ڪيا ويندا هئا، تڏهن بني اسرائيل جون ڪجهه عورتون، جيڪي فرعون جي قوم جي عورتن سان ڪجهه رسم و رواج رکنديون هيون، اهي جڏهن ٻار ڄڻينديون هيون ته ان جي جان جي انديشي کان اهو ٻار فرعوني قوم جي عورتن کي ڏيئي ڇڏينديون هيون. اهڙا ٻار جيڪي فرعونين جي گهرن ۾ پليا هئا، ان ڏينهن حضرت موسىٰ عليه السلام تي ايمان آندائون، جنهن ڏينهن الله تعالىٰ کيس جادوگرن تي غلبو ڏنو هو ۽ هڪ قول هيءُ به آهي ته اهو ضمير فرعون جي طرف موٽي ٿو ۽ فرعون جي قوم جي ذريت مراد آهي. حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما کان مروي آهي ته اهي فرعون جي قوم جا ٿورا ماڻهو هئا، جن ايمان آندو.

ف١٧٨ دين کان.

ف١٧٩ جو ٻانهو ٿي ڪري خدائي جو دعويدار ٿيو.

ف١٨٠ اهو پنهنجي فرمانبردارن جي مدد ڪري ٿو ۽ دشمنن کي هلاڪ فرمائي ٿو. مسئلو: هن آيت مان ثابت ٿيو ته الله تعالىٰ تي ڀروسو ڪرڻ ڪمال ايمان جي اقتضاء آهي. ف١٨١ يعني انهن کي اسان تي غالب نه ڪري ته جيئن اهي هي گمان نه ڪن ته اهي حق تي آهن. ف١٨٢ ۽ انهن جي ظلم ۽ ڏاد کان بچاءِ. ف١٨٣ ته جيئن قبلي جي طرف ٿيو. حضرت موسىٰ ۽ هارون عليهما السلام جو قبلو ڪعبه شريف هو ۽ شروعات ۾ بني اسرائيلن کي اهو ئي حڪم هو ته اهي گهرن ۾ لڪي نماز پڙهن ته جيئن فرعونين جي شر ۽ ايذاء کان محفوظ رهن. ف١٨٤ مدد الاهي جي ۽ جنت جي.

مَلَاَهٗ زِيْنَةً وَّاَمْوَالًا فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا ۙ رَبَّنَا لِيُضِلُّوْا عَنْ

وف١٨٥ ۽ مال دُنيا جي زندگيءَ ۾ ڏنيءَ اي اسان جا رب هن جي واسطي جو تنهنجي واٽ کان (ماڻهن کي)

سَبِيْلِكَ ۚ رَبَّنَا اطْمِسْ عَلٰٓي اَمْوَالِهِمْ وَاشْدُدْ عَلٰي قُلُوْبِهِمْ

ڀٽڪائن ، اي اسان جا رب انهن جو مال برباد ڪري ڇڏ وف١٨٦ ۽ انهن جي دل سخت ڪري ڇڏ

فَلَا يُؤْمِنُوْا حَتّٰي يَرَوُا الْعَذَابَ الْاَلِيْمَ ﴿٨٨﴾ قَالَ قَدْ اُجِيْبَتْ

پوءِ ايمان نہ آڻين جيستائين جو دردناڪ عذاب ڏسي نہ وٺن . وف١٨٧ فرمايائين ته اوهان ٻنهي جي دعا

دَّعْوَتُكُمَا فَاسْتَقِيْمَا وَلَا تَتَّبِعٰٓنِّ سَبِيْلَ الَّذِيْنَ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿٨٩﴾

قبول ٿي ويئي وف١٨٨ پوءِ ثابت قدم رهو وف١٨٩ ۽ نادانن جي واٽ نہ هلو. وف١٩٠

وَجٰوَزْنَا بِبَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ الْبَحْرَ فَاَتْبَعَهُمْ فِرْعَوْنُ وَجُنُوْدُهٗ بَغْيًا

۽ اسان بني اسرائيلن کي درياءَ پار ورائي وياسين پوءِ فرعون ۽ ان جي لشڪرن انهن جو پيڇو

وَّعَدْوًا ۭ حَتّٰٓي اِذَآ اَدْرَكَهُ الْغَرَقُ ۙ قَالَ اٰمَنْتُ اَنَّهٗ لَآ اِلٰهَ اِلَّا

ڪيو سرڪشي ۽ ظلم سان ايستائين جو جڏهن اهو ٻڏڻ جي ويجهو ٿيو وف١٩١ تڏهن چوڻ لڳو مان ايمان آندو ته ڪو بہ

الَّذِيْٓ اٰمَنَتْ بِهٖ بَنُوْٓا اِسْرَآءِيْلَ وَاَنَا مِنَ الْمُسْلِمِيْنَ ﴿٩٠﴾ اٰۗلْـٰٔنَ

سچو معبود نہ آهي سواءِ ان جي ، جنهن تي بني اسرائيل ايمان آندو ۽ مان مسلمان آهيان . وف١٩٢

وَقَدْ عَصَيْتَ قَبْلُ وَكُنْتَ مِنَ الْمُفْسِدِيْنَ ﴿٩١﴾ فَالْيَوْمَ نُنَجِّيْكَ

چا هاڻي وف١٩٣ ۽ اڳ ۾ تہ تون نافرمان ۽ فسادي رهيو هُئين. وف١٩٤ اڄ اسان

بِبَدَنِكَ لِتَكُوْنَ لِمَنْ خَلْفَكَ اٰيَةً ۭ وَاِنَّ كَثِيْرًا مِّنَ النَّاسِ

تنهنجي لاش کي بچائينداسين جيئن تون پنهنجي پوين جي واسطي نشاني ثابت ٿئين وف١٩٥ ۽ بيشڪ ماڻهو

عَنْ اٰيٰتِنَا لَغٰفِلُوْنَ ﴿٩٢﴾ ع وَلَقَدْ بَوَّاْنَا بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ مُبَوَّاَ صِدْقٍ

اسان جي آيتن کان غافل آهن ۽ بيشڪ اسان بني اسرائيل کي عزت جي جاءِ ڏني وف١٩٦

وَّرَزَقْنٰهُمْ مِّنَ الطَّيِّبٰتِ ۚ فَمَا اخْتَلَفُوْا حَتّٰي جَاۗءَهُمُ

۽ انهن کي پاڪ رزق عطا ڪيوسين پوءِ اختلاف ۾ نہ پيا وف١٩٧ مگر علم اچڻ

الْعِلْمُ ۭ اِنَّ رَبَّكَ يَقْضِيْ بَيْنَهُمْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ فِيْمَا كَانُوْا

کان پوءِ وف١٩٨ بيشڪ توهان جو رب قيامت ڏينهن انهن ۾ فيصلو ڪري ڇڏيندو جنهن ڳالهہ

وف١٨٥ عمدو لباس ، نفيس فرش ، قيمتي زيور ، قسم قسم جا سامان .

وف١٨٦ جو اهي تنهنجي نعمتن تي شڪر جي بجاءِ بيباڪ ٿي ڪري معصيت ڪن ٿا. حضرت موسىٰ عليہ السلام جي اها دعا قبول ٿي ۽ فرعونين جا درهم ۽ دينار وغيره پٿر ٿي ويا ، ايستائين جو ميوا ۽ کاڌ جون شيون ۽ هي انهن نون نشانين مان هڪ آهي ، جيڪي حضرت موسىٰ عليہ السلام کي ڏنيون ويون هيون .

وف١٨٧ جڏهن حضرت موسىٰ عليہ السلام انهن ماڻهن جي ايمان آڻڻ کان مايوس ٿي ويو تڏهن پاڻ انهن جي لاءِ دعا گهريائين ۽ ايئن ئي ٿيو جو انهن غرق ٿيڻ جي وقت تائين ايمان نہ آندو.

مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو تہ ڪنهن شخص جي لاءِ ڪفر تي مرڻ جي دعا گهرڻ ڪفر نہ آهي . (مدارڪ).

وف١٨٨ دعا جي نسبت حضرت موسىٰ ۽ هارون عليهما السلام ٻنهي جي طرف ڪئي ويئي هن جي باوجود ، جو حضرت موسىٰ عليہ السلام دعا گهرندو هو ۽ حضرت هارون عليہ السلام آمين چوندو هو. هن مان معلوم ٿيو تہ آمين چوڻ وارو بہ دعا گهرڻ وارن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو.

مسئلو:- هي بہ ثابت ٿيو تہ آمين دعا آهي ، انهيءَ ڪري ان جي لاءِ آهستي چوڻ ئي مناسب آهي. (مدارڪ) . حضرت موسىٰ عليہ الصلوٰة والسلام جي دعا ۽ ان جي مقبوليت جي وچ ۾ چاليهن سالن جو مفاصلو ٿيو.

وف١٨٩ دعوت ۽ تبليغ تي.

وف١٩٠ جيڪي دعا جي قبول ٿيڻ ۾ دير ٿيڻ جي حڪمت نہ ٿا ڄاڻن .

وف١٩١ تڏهن فرعون .

وف١٩٢ فرعون قبوليت جي تمنا سان ايمان جو مضمون ٽي ڀيرا تڪرار سان ادا ڪيو ، پر اهو ايمان قبول نہ ٿيو ، ڇو تہ ملائڪن ۽ عذاب جي ڏسڻ کان پوءِ ايمان مقبول نہ آهي. جيڪڏهن اختيار جي حالت ۾ اهو هڪ دفعو بہ اهو ڪلمو چوي ها تہ اُن جو ايمان قبول ڪيو وڃي ها ، پر ان وقت وڃائي ڇڏيو ، جنهن سبب ان کي هي چيو ويو ، جيڪو آيت ۾ مذڪور آهي .

ع ٩ ١٠ ١٤

وف١٩٣ اضطرار جي حالت ۾ جڏهن غرق ۾ مبتلا ٿي چڪو آهي ۽ زندگي جي اميد باقي نہ رهي ، ان وقت ايمان آڻين ٿو.

وف١٩٤ پاڻ گمراهہ هو ، ٻين کي گمراهہ ڪندو هو. روايت ٿيل آهي تہ هڪ ڀيري حضرت جبرئيل عليہ السلام ، فرعون وٽ هڪ استفتاء آندي ،

جنهن جو هي مضمون هو تہ بادشاهہ جو ڇا حڪم آهي اهڙي غلام جي حق ۾ ، جنهن هڪ شخص جي مال ۽ نعمت ۾ پرورش ورتي ، پوءِ ان جي ناشڪري ڪيائين ۽ ان جي حق جو انڪار ڪري ويو ۽ پنهنجو پاڻ مولىٰ هجڻ جو دعويٰ ٿي ويو. ان تي فرعون هي جواب لکيو تہ جيڪو غلام پنهنجي آقا جي نعمتن جو انڪار ڪري ۽ ان جي سامهون اچي ، تنهن جي هي سزا آهي تہ ان کي درياءَ ۾ ٻوڙيو وڃي . جڏهن فرعون ٻڏڻ لڳو تڏهن حضرت جبرئيل عليہ السلام سندس اها ئي فتوىٰ ان جي سامهون ڪئي ۽ ان کي ان سڃاڻي ورتو. (سبحان الله) ! وف١٩٥ تفسير جا عالم چون ٿا تہ جڏهن الله تعالىٰ فرعون ۽ سندس قوم کي ٻوڙيو ۽ موسىٰ عليہ السلام پنهنجي قوم کي انهن جي هلاڪت جي خبر ڏني ، تڏهن ڪن بني اسرائيل کي شبهو رهيو ۽ ان جي عظمت ۽ هيبت جيڪا انهن جي دلين ۾ هئي ، ان جي ڪري انهن کي ان جي هلاڪت جو يقين نہ آيو. الله تعالىٰ جي حڪم سان درياءَ فرعون جي لاش کي ڪناري تي اڇلائي ڏنو. بني اسرائيل ان کي ڏٺو ۽ سڃاتو.

وف١٩٦ عزت جي جاءِ يا تہ مصر جو ملڪ ۽ فرعون ۽ فرعونين جون ملڪيتون مراد آهن يا سرزمين شام ۽ قدس ۽ اردن ، جيڪي نهايت سرسبز ۽ شاداب ۽ زرخير شهر آهن. وف١٩٧ بني اسرائيل جن سان اهي واقعا ٿي ويا. وف١٩٨ علم مان مراد هتي يا توريت آهي ، جنهن جي معنىٰ ۾ يهودي هڪ ٻئي سان اختلاف ڪندا هئا يا محبوب سيد عالم صلى الله عليہ وسلم جن جي تشريف آوري آهي جو ان کان اڳ تہ سڀئي يهودي سندن اقراري ۽ سندن نبوت تي متفق هئا ۽ توريت ۾ جيڪي سندن صفتون مذڪور هيون ، انهن کي مڃيندا هئا ، پر تشريف آوري کان پوءِ اختلاف ڪرڻ لڳا ، ڪن ايمان آندو ۽ ڪن ماڻهن حسد ۽ دشمنيءَ جي ڪري ڪفر ڪيو. هڪ قول هي آهي تہ علم مان قرآن ڪريم مراد آهي .

فِيهِ يَخْتَلِفُونَ ﴿٩٣﴾ فَإِن كُنتَ فِي شَكٍّ مِّمَّآ أَنزَلْنَآ إِلَيْكَ فَسْـَٔلِ

جهيڙو ڪندا هئا. ف١٩٩ ۽ اي ٻُڌندڙ جيڪڏهن توکي ڪو شڪ هجي انهيءَ ۾ جيڪو اسان تنهنجي طرف لاٿو ف٢٠٠ ته پُڇ

الَّذِينَ يَقْرَءُونَ الْكِتَٰبَ مِن قَبْلِكَ ۚ لَقَدْ جَآءَكَ الْحَقُّ مِن

انهن کان جيڪي توکان اڳي ڪتاب پڙهڻ وارا آهن ف٢٠١ بيشڪ تو وٽ تنهنجي رب جي طرف کان

رَّبِّكَ فَلَا تَكُونَنَّ مِنَ الْمُمْتَرِينَ ﴿٩٤﴾ وَلَا تَكُونَنَّ مِنَ الَّذِينَ كَذَّبُوا۟

حق آيو ف٢٠٢ پوءِ تون هرگز شڪ وارن مان نه ٿي. ۽ هرگز انهن مان نه ٿيءُ جن الله جي آيتن

بِـَٔايَٰتِ اللَّهِ فَتَكُونَ مِنَ الْخَٰسِرِينَ ﴿٩٥﴾ إِنَّ الَّذِينَ حَقَّتْ

کي ڪوڙو سمجهيو پوءِ تون نقصان وارن مان ٿي ويندين. بيشڪ اُهي جن تي تنهنجي رب

عَلَيْهِمْ كَلِمَتُ رَبِّكَ لَا يُؤْمِنُونَ ﴿٩٦﴾ وَلَوْ جَآءَتْهُمْ كُلُّ ءَايَةٍ

جو ڪلمو ٺيڪ ثابت ٿي چُڪو ف٢٠٣ ايمان نه آڻيندا. جيستائين انهن وٽ سمورريون نشانيون اچن

حَتَّىٰ يَرَوُا۟ الْعَذَابَ الْأَلِيمَ ﴿٩٧﴾ فَلَوْلَا كَانَتْ قَرْيَةٌ ءَامَنَتْ

ايستائين جو دردناڪ عذاب نه ڏسي وٺن ف٢٠٤ پوءِ ائين ڇو نه ٿيو جو ڪو ڳوٺ وارا ف٢٠٥ ايمان آڻين ها ف٢٠٦ ته

فَنَفَعَهَآ إِيمَٰنُهَآ إِلَّا قَوْمَ يُونُسَ لَمَّآ ءَامَنُوا۟ كَشَفْنَا عَنْهُمْ

پوءِ انهن جو ايمان کين ڪم ڏي ها، ها يُونس جي قوم جڏهن ايمان آندو ته اسان انهن کان خوار ڪرڻ جو

عَذَابَ الْخِزْىِ فِي الْحَيَوٰةِ الدُّنْيَا وَمَتَّعْنَٰهُمْ إِلَىٰ حِينٍ ﴿٩٨﴾

عذاب زندگيءَ ۾ ٽاري ڇڏيو ۽ هڪ وقت تائين انهن کي نفعو وٺڻ ڏنو. ف٢٠٧

وَلَوْ شَآءَ رَبُّكَ لَءَامَنَ مَن فِي الْأَرْضِ كُلُّهُمْ جَمِيعًا ۚ أَفَأَنتَ

جيڪڏهن تنهنجو رب چاهي ها ته زمين ۾ رهندڙ سڀ جا سڀ ايمان آڻين ها ف٢٠٨ پوءِ ڇا تون

تُكْرِهُ النَّاسَ حَتَّىٰ يَكُونُوا۟ مُؤْمِنِينَ ﴿٩٩﴾ وَمَا كَانَ لِنَفْسٍ أَن

ماڻهن کي زبردستي ڪندين ايستائين جو مسلمان ٿي وڃن ف٢٠٩. ۽ ڪنهن به ساهه کي طاقت نه آهي جو

تُؤْمِنَ إِلَّا بِإِذْنِ اللَّهِ ۚ وَيَجْعَلُ الرِّجْسَ عَلَى الَّذِينَ لَا

ايمان آڻي، مگر الله جي حڪم سان ف٢١٠ ۽ عذاب انهن کي ڪندو آهي جن کي

يَعْقِلُونَ ﴿١٠٠﴾ قُلِ انظُرُوا۟ مَاذَا فِي السَّمَٰوَٰتِ وَالْأَرْضِ ۚ وَمَا

عقل نه آهي. تون فرماءِ ته ڏسو ته ف٢١١ آسمانن ۽ زمين ۾ ڇا آهي ف٢١٢ ۽ آيتون ۽ رسول

ف١٩٩ هِن طرح ته اي محبوب سيد الانبياءِ! توهان تي ايمان آڻڻ وارن کي جنت ۾ داخل فرمائيندو ۽ توهان جي انڪارين کي جهنم ۾ عذاب فرمائيندو.

ف٢٠٠ پنهنجي محبوب رسول محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جن جي واسطي سان. ف٢٠١ يعني ڪتابي عالم، مثلاً حضرت عبدالله بن سلام ۽ سندس ساٿي. ته جيئن اُهي توهان کي محبوب سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن جي نبوت جو اطمينان ڏيارين ۽ سندن نعت ۽ صفت، جيڪا توريت ۾ مذڪور آهي، ساٻڌائي شڪ ختم ڪن. فائدو:- شڪ انسان وٽ ڪنهن امر ۾ ٻنهي طرفن جو برابر هجڻ آهي، تو ڙي اهو هِن طرح ٿئي ته ٻيئي پاسا برابر قرينا لڌا وڃن، تو ڙي هن طرح ته ڪنهن به طرف ڪو قرينو نه هجي. محققن وٽ شڪ جهالت جي قسمن مان آهي ۽ جهالت ۽ شڪ ۾ عام ۽ خاص مطلق جي نسبت آهي ته هر هڪ شڪ جهالت آهي ۽ هر جهالت شڪ نه آهي. ف٢٠٢ جيڪو حق دليلن ۽ روشن نشانين سان ايترو روشن آهي، جو ان ۾ شڪ جي مجال نه آهي (خازن). ف٢٠٣ يعني اهو قول انهن تي ثابت ٿي ويو، جيڪو لوح محفوظ ۾ لکيو ويو آهي ۽ جنهن جي ملائڪن خبر ڏني آهي ته اهي ماڻهو ڪفر تي مرندا، اهي. ف٢٠٤ ۽ ان وقت جو ايمان نفعي وارو نه آهي. ف٢٠٥ انهن ڳوٺن مان جن کي اسان هلاڪ ڪيو. ف٢٠٦ ۽ خلوص سان توبه ڪري ها، عذاب نازل ٿيڻ کان اڳ ۾ (مدارڪ). ف٢٠٧ قوم يونس جو واقعو هي آهي ته نينوىٰ علائقه موصل ۾ اهي ماڻهو رهندا هئا ۽ ڪفر ۽ شرڪ ۾ مبتلا هئا. الله تعاليٰ حضرت يونس عليه السلام کي انهن جي طرف موڪليو. پاڻ بُت پرستي ڇڏڻ ۽ ايمان آڻڻ جو انهن کي حڪم ڏنائين، انهن ماڻهن انڪار ڪيو. حضرت يونس عليه السلام جي تڪذيب ڪيائون. پاڻ انهن کي الله جي حڪم سان عذاب نازل ٿيڻ جي خبر ڏنائين. انهن ماڻهن پاڻ ۾ چيو ته حضرت يونس عليه السلام ڪڏهن ڪا ڳالهه غلط نه چئي آهي. ڏسو جيڪڏهن اهو رات جو هتي رهي ته پوءِ ڪو انديشو نه آهي ۽ جيڪڏهن ان رات هتي نه گذاري ته پوءِ سمجهڻ گهرجي ته عذاب ايندو. حضرت يونس عليه السلام رات جو اتان تشريف وٺي ويا صبح جو عذاب جا آثار ظاهر ٿي ويا. آسمان تي ڪارو هيبتناڪ ڪڪر آيو ۽ گهڻو دونهون گڏ ٿيو، ساري شهر تي ڇانئجي ويو. اهو ڏسي انهن کي يقين ٿيو ته عذاب اچڻ وارو آهي، ته انهن حضرت يونس عليه السلام جي ڳولا ڪئي ۽ ڪيس نه لڌائون



هائي ته انهن کي اجا وڌيڪ انديشو ٿيو. پوءِ اهي پنهنجن عورتن، ٻارن ۽ جانورن سان گڏ جهنگ ڏانهن نڪري ويا، تلها ڪپڙا پاتائون ۽ توبه ۽ اسلام جو اظهار ڪيائون. زال مڙس کان، ٻار ماءُ کان جدا ٿي ويا ۽ سڀني بارگاهِ الاهي ۾ عاجزي ۽ زاري شروع ڪئي ۽ چيائون ته جيڪو يونس عليه السلام آندو ان تي اسان ايمان آندو سين ۽ سچي توبه ڪئي سين، جيڪي ظلم انهن کان ٿيا هئا، انهن کي دفع ڪيائون. پرايا مال واپس ڪيائون، ايستائين جو جيڪڏهن هڪ پٿر ٻئي جو ڪنهن جي بنياد ۾ لڳي ويو ته بنياد کوٽي اهو پٿر ڪڍي ڇڏيائون ۽ واپس ڏنائون ۽ الله تعاليٰ کان خلوص سان بخشش جون دُعائون گهريائون. پروردگار عالم انهن تي رحم ڪيو، دُعا قبول فرمايائين، عذاب ختم ڪيو ويو. هتي هي سوال ٿئي ٿو ته جڏهن عذاب جي نزول کان پوءِ فرعون جو ايمان ۽ ان جي توبه قبول نه ٿي پوءِ قوم يونس جي توبه قبول فرمائڻ ۽ عذاب ختم ڪرڻ ۾ ڪهڙي حڪمت آهي. عالمن ان جا گهڻا جواب ڏنا آهن. هڪ ته هي خاص ڪرم هو حضرت يونس جي قوم سان. ٻيو جواب هي آهي ته فرعون عذاب ۾ مبتلا ٿيڻ کان پوءِ ايمان آندو، جڏهن زندگيءَ جي اميد باقي نه رهي ۽ قوم يونس کي جڏهن عذاب ويجهو ٿيو ته انهن ان ۾ مبتلا ٿيڻ کان اڳ ايمان آڻي ورتو ۽ الله تعاليٰ دلين جو ڄاڻندڙ آهي مخلصن جي صدق ۽ خلوص جو ان کي علم آهي. ف٢٠٨ يعني ايمان آڻڻ ازلي نيڪ بختي تي موقوف آهي. ايمان اهي ئي آڻيندا جن جي لاءِ توفيق الاهي مساعد ٿئي. هن ۾ محبوب سرور عالم صلي الله عليه وسلم جن جي تسلي آهي. پاڻ گهرندا هئا ته سڀئي ايمان آڻين ۽ سڌي واٽ اختيار ڪن، پوءِ جيڪي ايمان کان محروم رهجي ويا ٿي، تن جو ڪين غم ٿئي ٿو. ان جو ڪين غم نه ٿيڻ گهرجي جو ته ازل کان جيڪو بدبخت آهي سو ايمان نه آڻيندو. ف٢٠٩ ۽ ايمان ۾ زبردستي نه ٿي سگهي، ڇو ته ايمان ٿئي ٿو تصديق ۽ اقرار سان ۽ ظلم ۽ مجبور ڪرڻ سان دلي تصديق نه ٿي ٿئي. ف٢١٠ ان جي مشيت سان.

ف٢١١ دل جي اکين سان ۽ غور ڪريو ته. ف٢١٢ جيڪو الله تعاليٰ جي توحيد تي دلالت ڪري ٿو.

تُغۡنِی الۡاٰیٰتُ وَ النُّذُرُ عَنۡ قَوۡمٍ لَّا یُؤۡمِنُوۡنَ ﴿۱۰۱﴾ فَهَلۡ یَنۡتَظِرُوۡنَ

انهن کي ڪو به فائدو نه ڏيندا جن جي نصيب ۾ ايمان نه آهي . پوءِ انهن کي ڇا جو

اِلَّا مِثۡلَ اَیَّامِ الَّذِیۡنَ خَلَوۡا مِنۡ قَبۡلِهِمۡ ؕ قُلۡ فَانۡتَظِرُوۡۤا اِنِّیۡ

انتظار آهي، مگر انهن کان اڳ گذريل ماڻهن جي ڏينهن وانگر وقت جو ف٢١٣ تون فرماءِ

مَعَكُمۡ مِّنَ الۡمُنۡتَظِرِیۡنَ ﴿۱۰۲﴾ ثُمَّ نُنَجِّیۡ رُسُلَنَا وَ الَّذِیۡنَ اٰمَنُوۡا

پوءِ انتظار ڪيو مان به توهان سان گڏ انتظار ۾ آهيان ف٢١٤ پوءِ اسان پنهنجي رسولن ۽

كَذٰلِكَ ۚ حَقًّا عَلَیۡنَا نُنۡجِ الۡمُؤۡمِنِیۡنَ ﴿۱۰۳﴾ قُلۡ یٰۤاَیُّهَا النَّاسُ اِنۡ

ايمان وارن کي ڇوٽڪارو ڏيندا سون، اهڙيءَ طرح اسان جي ذمي حق آهي مسلمانن کي ڇوٽڪارو ڏيڻ . تون فرماءِ اي

كُنۡتُمۡ فِیۡ شَكٍّ مِّنۡ دِیۡنِیۡ فَلَاۤ اَعۡبُدُ الَّذِیۡنَ تَعۡبُدُوۡنَ مِنۡ

انسانو! جيڪڏهن توهان کي منهنجي دين ۾ ڪو شڪ هجي ته به مان انهن جي پوڄا نه ڪندس جن جي توهان

دُوۡنِ اللّٰهِ وَ لٰكِنۡ اَعۡبُدُ اللّٰهَ الَّذِیۡ یَتَوَفّٰىكُمۡ ۚۖ وَ اُمِرۡتُ

الله کان سواءِ پوڄا ڪندا آهيو ف٢١٥ ها مان ان الله جي عبادت ڪندو آهيان جيڪو توهان کي موت ڏيندو ف٢١٦

اَنۡ اَكُوۡنَ مِنَ الۡمُؤۡمِنِیۡنَ ﴿۱۰۴﴾ وَ اَنۡ اَقِمۡ وَجۡهَكَ لِلدِّیۡنِ

۽ مون کي حڪم آهي ته مان ايمان وارن مان هجان ۽ هي ته پنهنجو منهن دين جي واسطي سڌو

حَنِیۡفًا ۚ وَ لَا تَكُوۡنَنَّ مِنَ الۡمُشۡرِكِیۡنَ ﴿۱۰۵﴾ وَ لَا تَدۡعُ مِنۡ دُوۡنِ اللّٰهِ

رک سڀني کان جدا ٿي ڪري ف٢١٧ ۽ هرگز شرڪ وارن مان نه ٿيءُ ۽ الله کان سواءِ اُن

مَا لَا یَنۡفَعُكَ وَ لَا یَضُرُّكَ ۚ فَاِنۡ فَعَلۡتَ فَاِنَّكَ اِذًا مِّنَ الظّٰلِمِیۡنَ ﴿۱۰۶﴾

جي بندگي نه ڪر جيڪو نه تنهنجو ڀلو ڪري سگهي نه نقصان پوءِ جيڪڏهن ائين ڪندين ته ان وقت تون ظالمن مان

وَ اِنۡ یَّمۡسَسۡكَ اللّٰهُ بِضُرٍّ فَلَا كَاشِفَ لَهٗۤ اِلَّا هُوَ ۚ وَ اِنۡ یُّرِدۡكَ

ٿيندين . ۽ جيڪڏهن تو کي الله ڪا تڪليف پهچائي ته ان جو ڪو به ٽارڻ وارو نه آهي ان کان سواءِ ۽ جيڪڏهن

بِخَیۡرٍ فَلَا رَآدَّ لِفَضۡلِهٖ ؕ یُصِیۡبُ بِهٖ مَنۡ یَّشَآءُ مِنۡ عِبَادِهٖ ؕ وَ هُوَ

تنهنجي ڀلائي چاهي ته ان جي فضل کي ڪو رد ڪرڻ وارو نه آهي ف٢١٨ فضل پهچائيندو آهي پنهنجي ٻانهن مان جنهن کي وڻيس

الۡغَفُوۡرُ الرَّحِیۡمُ ﴿۱۰۷﴾ قُلۡ یٰۤاَیُّهَا النَّاسُ قَدۡ جَآءَكُمُ الۡحَقُّ مِنۡ

۽ اهوئي بخشيندڙ مهربان آهي . تون فرماءِ اي انسانو! توهان وٽ توهان رب جي طرف کان حق

ع ١٠ / ١١ / ١٥

ف٢١٣ مثل نوح، عاد، ثمود وغيره جي .

ف٢١٤ توهان جي هلاڪت ۽ عذاب جو. ربيع بن انس چيو ته عذاب جو خوف ڏيارڻ کان پوءِ ايندڙ آيت ۾ هي بيان فرمايائين ته جڏهن عذاب واقع ٿيندو آهي، تڏهن الله تعالىٰ رسول کي ۽ ساڻس ايمان وارن کي ڇوٽڪارو عطا فرمائيندو آهي .

ف٢١٥ ڇو ته اهي مخلوق آهن، عبادت جي لائق نه آهن .

ف٢١٦ ڇو ته اهو قادر مختار معبود برحق، عبادت جي لائق آهي .

ف٢١٧ يعني مخلص مؤمن رهو .

ف٢١٨ اهوئي نفعي ۽ نقصان جو مالڪ آهي . ساري ڪائنات ان جي محتاج آهي، اهوئي هر شيءِ تي قادر ۽ سخاءِ ڪرم وارو آهي . ٻانهن کي ان جي طرف رغبت ۽ ان جو خوف ۽ انهيءَ تي ڀروسو ۽ انهيءَ تي اعتماد ڪرڻ گهرجي ۽ نفعو ۽ نقصان، جيڪو ڪجهه به آهي، اهوئي .

رَّبِّكُمْ ۚ فَمَنِ اهْتَدٰى فَاِنَّمَا يَهْتَدِيْ لِنَفْسِهٖ ۚ وَمَنْ ضَلَّ

آيو ف٢١٩ پوءِ جيڪو سڌي وات هليو ته پنهنجي ڀلائيءَ جي واسطي سڌي وات هليو ف٢٢٠ ۽ جيڪو گمراهه ٿيو

فَاِنَّمَا يَضِلُّ عَلَيْهَا ۚ وَمَآ اَنَا عَلَيْكُمْ بِوَكِيْلٍ ؕ ﴿١٠٨﴾ وَاتَّبِعْ مَا يُوْحٰى

سو پنهنجي نقصان جي واسطي گمراهه ٿيو ف٢٢١ ۽ مان توهان جو وڪيل نه آهيان ف٢٢٢ . ۽ ان تي هل جيڪو تنهنجي

اِلَيْكَ وَاصْبِرْ حَتّٰى يَحْكُمَ اللّٰهُ ۚ وَهُوَ خَيْرُ الْحٰكِمِيْنَ ﴿١٠٩﴾

طرف وحي ٿئي ٿو ۽ صبر ڪر ف٢٢٣ ايستائين جو الله حڪم فرمائي ف٢٢٤ ۽ اهو سڀني کان بهتر حڪم فرمائيندڙ آهي ف٢٢٥

سُوْرَةُ هُوْدٍ ١١ مَكِّيَّةٌ ٥٢ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ — اٰيَاتُهَا ١٢٣ رُكُوْعَاتُهَا ١٠

سورة هود مڪي آهي هن ۾ : الله نهايت مهربان ٻاجهاريءَ جي نالي سان شروع ف١ ١٢٣ آيتون ۽ ١٠ رڪوع آهن

الٓرٰ ۚ كِتٰبٌ اُحْكِمَتْ اٰيٰتُهٗ ثُمَّ فُصِّلَتْ مِنْ لَّدُنْ حَكِيْمٍ خَبِيْرٍ ۙ ﴿١﴾

هي هڪ ڪتاب آهي جنهن جون آيتون حڪمت ڀريون آهن ف٢ پوءِ انهن کي تفصيلوار بيان ڪيو ويو ف٣ حڪمت واري خبردار جي طرفان.

اَلَّا تَعْبُدُوْٓا اِلَّا اللّٰهَ ؕ اِنَّنِيْ لَكُمْ مِّنْهُ نَذِيْرٌ وَّبَشِيْرٌ ۙ ﴿٢﴾ وَّاَنِ

ته بندگي نه ڪريو مگر الله جي، بيشڪ مان توهان جي واسطي ان جي طرف کان خوف ۽ خوشي ٻڌائيندڙ آهيان . ۽ هي ته

اسْتَغْفِرُوْا رَبَّكُمْ ثُمَّ تُوْبُوْٓا اِلَيْهِ يُمَتِّعْكُمْ مَّتَاعًا حَسَنًا

پنهنجي رب کان معافي گهرو پوءِ ان وٽ توبه ڪريو، توهان کي نهايت ئي سٺو نفعو ڏيندو ف٤

اِلٰٓى اَجَلٍ مُّسَمًّى وَّيُؤْتِ كُلَّ ذِيْ فَضْلٍ فَضْلَهٗ ؕ وَاِنْ

هڪ مقرر مدت تائين ۽ هر فضيلت واري کي ف٥ (ان جي حصي جي) فضيلت پهچائيندو ف٦ ۽ جيڪڏهن

تَوَلَّوْا فَاِنِّيْٓ اَخَافُ عَلَيْكُمْ عَذَابَ يَوْمٍ كَبِيْرٍ ﴿٣﴾ اِلَى اللّٰهِ

توهان منهن ڦيريو ته مون کي خوف آهي توهان جي مٿان وڏي ڏينهن ف٧ جي عذاب جو. الله جي طرف توهان کي

مَرْجِعُكُمْ ۚ وَهُوَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ﴿٤﴾ اَلَآ اِنَّهُمْ يَثْنُوْنَ

موٽڻو آهي ف٨ ۽ اهو هر شيءِ تي قادر آهي. ف٩ ٻڌو اهي پنهنجا سينا ٻيٽا ڪن ٿا ته

صُدُوْرَهُمْ لِيَسْتَخْفُوْا مِنْهُ ؕ اَلَا حِيْنَ يَسْتَغْشُوْنَ ثِيَابَهُمْ ۙ

الله کان پاڻ لڪائين ف١٠ ٻڌو جنهن وقت اهي پنهنجي ڪپڙن سان سمورو جسم ڍڪي ڇڏيندا آهن، ان وقت

يَعْلَمُ مَا يُسِرُّوْنَ وَمَا يُعْلِنُوْنَ ۚ اِنَّهٗ عَلِيْمٌۢ بِذَاتِ الصُّدُوْرِ ﴿٥﴾

به الله انهن جو لڪل ۽ ظاهر سڀ ڪجهه ڄاڻي ٿو، بيشڪ اهو دلين جي ڳالهه ڄاڻندڙ آهي

ف٢١٩ حق مان هتي قرآن پاڪ مُراد آهي يا اسلام يا محبوب سيد عالم محمد مصطفىٰ صلى الله عليه وسلم جن. ف٢٢٠ ڇو ته ان جو نفعو انهيءَ کي ئي پهچندو. ف٢٢١ ڇو ته ان جو وبال انهيءَ تي ئي آهي. ف٢٢٢ جو مان توهان تي ڏاڍ ۽ ظلم ڪريان. ف٢٢٣ ڪافرن جي تڪذيب ۽ انهن جي ايذاءَ تي. ف٢٢٤ مشرڪن سان قتال ڪرڻ (وڙهڻ) ۽ ڪتابين کان الجزيه وٺڻ جو. ف٢٢٥ ته ان جي حڪم ۾ خطا ۽ غلط جو احتمال نه آهي ۽ اهو ٻانهن جي راز ۽ ڳجهين حالتن سڀني جو ڄاڻڻ وارو آهي. ع٦ ١٦ سندس فيصلو دليل ۽ شاهد جو محتاج نه آهي.

ف١ سورة هود مڪيه آهي. حسن ۽ عڪرمه وغيرهم مفسرن فرمايو ته آيت وَاَقِمِ الصَّلٰوةَ طَرَفَيِ النَّهَارِ کان سواءِ باقي پوري سورة مڪيه آهي. مقاتل چيو ته آيت فَلَعَلَّكَ تَارِكٌ ۽ اُولٰٓئِكَ يُؤْمِنُوْنَ بِهٖ ۽ اِنَّ الْحَسَنٰتِ يُذْهِبْنَ السَّيِّاٰتِ کان سواءِ پوري سورة مڪيه آهي. هن ۾ ڏهه رڪوع، هڪ هزار ڇهه سو ڪلمان ۽ نو هزار پنج سؤ ستهٺ حرف آهن. حديث شريف ۾ آهي، صحابه ڪرام عرض ڪيو يا رسول الله! صلى الله عليه وسلم! حضور جن تي پيريءَ جا آثار ظاهر ٿي ويا. فرمايائون ته مون کي سورة هود، سورة واقعه، سورة عم يتساءلون ۽ سورة اذا الشمس ڪوّرت پوڙهو ڪري ڇڏيو (ترمذي). غالباً هن سبب کان فرمايائون ته انهن سورتن ۾ قيامت، جيئرو ٿي اٿڻ، حساب، جنت ۽ دوزخ جو ذڪر آهي.

ف٢ جيئن ٻيءَ آيت ۾ ارشاد ٿيو تِلْكَ اٰيٰتُ الْكِتٰبِ الْحَكِيْمِ. ڪن مفسرن فرمايو ته "اُحْكِمَتْ" جي معنىٰ هيءَ آهي ته ان جو نظم محڪم ۽ استوار ڪيو ويو. ان صورت ۾ معنىٰ هيءَ ٿيندي ته هن ۾ نقص ۽ خلل وات حاصل نه ٿو ڪري سگهي، اهو محڪم جي بناءِ آهي. حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ان جو ڪو ڪتاب ناسخ نه آهي جيئن هي ٻين ڪتابن ۽ شريعتن جو ناسخ آهي. ف٣ ۽ سورة سورة ۽ آيت آيت جدا جدا ذڪر ڪيون ويون يا الڳ الڳ نازل ٿيون يا عقيدا، احڪام، نصيحتون، قصا ۽ غيبي خبرون هن ۾ تفصيل سان بيان فرمايو ويون. ف٤ ڊگهي عمر، ڪشادو عيش ۽ گهڻو رزق. فائدو:- هن مان ثابت ٿيو ته اخلاص سان توبهه ۽ استغفار ڪرڻ ڊگهي عمر ۽ رزق جي ڪشادگي جي لاءِ بهتر عمل آهي. ف٥ جنهن دنيا ۾ چڱا عمل ڪيا هجن ۽ ان جون عبادتون ۽ چڱايون گهڻيون هجن. ف٦ ان کي جنت ۾ عملن جيترا درجا عطا فرمائيندو. ڪن مفسرن فرمايو ته آيت جي معنىٰ هيءَ آهي ته جنهن الله جي لاءِ عمل ڪيو، الله تعالىٰ آئنده جي لاءِ ان کي چڱي عمل ۽ طاعت جي توفيق ڏئي ٿو. ف٧ يعني قيامت جي ڏينهن. ف٨ آخرت ۾ اتي نيڪين ۽ برائين جي جزاءِ سزا ملندي. ف٩ دنيا ۾ روزي ڏيڻ تي به، موت ڏيڻ تي به، موت کان پوءِ زنده ڪرڻ تي به ۽ ثواب وعذاب تي به. ف١٠ شان نزول :- حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته هيءَ آيت اخنس بن شريق جي حق ۾ نازل ٿي. هي تمام مٺڙي گفتار وارو شخص هو. محبوب رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي سامهون ايندو هو ته خوشامد جون گهڻيون ڳالهيون ڪندو هو ۽ دل ۾ بغض ۽ دشمني لڪائي رکندو هو. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي. معنىٰ هيءَ آهي ته اهي پنهنجن سينن ۾ دشمني لڪائي رکندا آهن، جيئن ڪپڙي جي هينان ڪا شيءِ لڪائي ويندي آهي. هڪ قول هيءَ آهي ته ڪن منافقن جي عادت هئي ته جڏهن محبوب رسول عظيم صلى الله عليه وسلم جن جي اڳ تي ايندا هئا ته سينو ۽ پٺي جهڪائيندا ۽ متو هيٺ ڪندا هئا، منهن لڪائي ڇڏيندا هئا ته جيئن انهن کي محبوب رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن ڏسي نه وٺن. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي. بخاريءَ افراد ۾ هڪ روايت (حديث) ڪئي ته مسلمان ضروري حاجت ۽ مجامعت جي وقت پنهنجي بدن کولڻ کان شرمائيندا هئا، تن جي حق ۾ هيءَ آيت نازل ٿي ته ٻانهي جو ڪو حال الله تعالىٰ کان لڪل ئي نه آهي، تنهن ڪري ٻانهي کي گهرجي ته شريعت جي اجازتن موجب عمل ڪندو رهي.

وَمَا مِنْ دَآبَّةٍ فِى الْاَرْضِ اِلَّا عَلَى اللّٰهِ رِزْقُهَا وَ يَعْلَمُ

۽ زمين تي چرندڙ ڪابه شيءِ ف١١ اهڙي نه آهي جنهن جو رزق الله جي ڪرم جي ذمي نه هجي ف١٢ ۽ اهو ڄاڻي ٿو

مُسْتَقَرَّهَا وَمُسْتَوْدَعَهَا ؕ كُلٌّ فِىْ كِتٰبٍ مُّبِيْنٍ ۝٦ وَهُوَ الَّذِىْ خَلَقَ

ان جي رهڻ جي جاءِ ف١٣ ۽ حوالي ٿيڻ جي جاءِ ف١٤ سمورو هڪ صاف بيان ڪندڙ ڪتاب ف١٥ ۾ آهي ۽ اهوئي آهي

السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ فِىْ سِتَّةِ اَيَّامٍ وَّكَانَ عَرْشُهٗ عَلَى الْمَآءِ

جنهن آسمانن ۽ زمين کي ڇهن ڏينهن ۾ بڻايو ۽ ان جو عرش پاڻي تي هو ف١٦

لِيَبْلُوَكُمْ اَيُّكُمْ اَحْسَنُ عَمَلًا ؕ وَلَئِنْ قُلْتَ اِنَّكُمْ مَّبْعُوْثُوْنَ مِنْۢ

جيئن توهان کي آزمائي ف١٧ ته توهان ۾ ڪنهن جا عمل چڱا آهن ۽ جيڪڏهن تون فرمائين ته بيشڪ توهان کي مرڻ کان

بَعْدِ الْمَوْتِ لَيَقُوْلَنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْۤا اِنْ هٰذَاۤ اِلَّا سِحْرٌ مُّبِيْنٌ ۝٧

پوءِ اٿاريو ويندو ته ڪافر ضرور چوندا، هي ف١٨ نه آهي مگر کليو کلا جادو. ف١٩

وَلَئِنْ اَخَّرْنَا عَنْهُمُ الْعَذَابَ اِلٰۤى اُمَّةٍ مَّعْدُوْدَةٍ لَّيَقُوْلُنَّ مَا

۽ جيڪڏهن اسان هڪ مقرر مدت تائين انهن کان عذاب ف٢٠ هٽايون ته ضرور چوندا ته ڪهڙي شيءِ

يَحْبِسُهٗ ؕ اَلَا يَوْمَ يَاْتِيْهِمْ لَيْسَ مَصْرُوْفًا عَنْهُمْ وَحَاقَ بِهِمْ مَّا

ان کي روڪيو آهي ف٢١ ٻڌو جنهن ڏينهن انهن تي ايندو ته ڏهن ڦيرايو نه ويندو ۽ انهن کي اهوئي عذاب

كَانُوْا بِهٖ يَسْتَهْزِءُوْنَ ۝٨ وَلَئِنْ اَذَقْنَا الْاِنْسَانَ مِنَّا رَحْمَةً ثُمَّ نَزَعْنٰهَا

گهيري ويندو جنهن تي مسخري ڪندا هئا. ۽ جيڪڏهن اسان انسان کي پنهنجي ڪنهن مهرباني جو مزو چکايون ف٢٢

مِنْهُ ۚ اِنَّهٗ لَيَئُوْسٌ كَفُوْرٌ ۝٩ وَلَئِنْ اَذَقْنٰهُ نَعْمَآءَ بَعْدَ ضَرَّآءَ مَسَّتْهُ

پوءِ اها ان کان ڇني وٺون ته ضرور اهو نا اميد ۽ ناشڪر ٿئي ٿو. ف٢٣ ۽ جيڪڏهن تڪليف پهچڻ کان بعد اسان کيس نعمت جو

لَيَقُوْلَنَّ ذَهَبَ السَّيِّاٰتُ عَنِّىْ ؕ اِنَّهٗ لَفَرِحٌ فَخُوْرٌ ۝١٠ اِلَّا الَّذِيْنَ

مزو چکايون ته ضرور چوندو ته مون کان تڪليفون ٽري ويون، بيشڪ اهو خوش ٿيندڙ ۽ وڏائي ڪندڙ آهي. ف٢٤ مگر جن صبر

صَبَرُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ ؕ اُولٰٓئِكَ لَهُمْ مَّغْفِرَةٌ وَّاَجْرٌ كَبِيْرٌ ۝١١

ڪيو ۽ چڱا ڪم ڪيائون ف٢٥ انهن جي واسطي بخشش ۽ وڏو ثواب آهي.

فَلَعَلَّكَ تَارِكٌۢ بَعْضَ مَا يُوْحٰۤى اِلَيْكَ وَضَآئِقٌۢ بِهٖ صَدْرُكَ اَنْ

پوءِ ڇا جيڪي وحي تنهنجي طرف ٿئي ٿو ان مان ڪجهه ڇڏي ڏيندين ۽ دل تنگ ٿيندين ف٢٦ هن تي ته

ع ١ ٨

ف١١ ساهه وارو هجي.

ف١٢ يعني اهو پنهنجي فضل سان هر ساهه واري جي رزق جو ڪفيل آهي.

ف١٣ يعني ان جي سڪونت واري جاءِ کي ڄاڻي ٿو.

ف١٤ حوالي ڪرڻ جي جڳهه مان يا مدفن مُراد آهي يا مڪان يا موت يا قبر.

ف١٥ يعني لوح محفوظ.

ف١٦ يعني عرش عظيم جي هيٺان پاڻي کان سواءِ ٻي ڪا مخلوق نه هئي هن مان هيءُ به معلوم ٿيو ته عرش ۽ پاڻي، آسمانن ۽ زمين جي پيدائش کان اڳ پيدا فرمايا ويا.

ف١٧ يعني آسمان ۽ زمين ۽ انهن جي وچ واري ڪائنات کي پيدا ڪيائين، جنهن ۾ توهان جا فائدا ۽ مصلحتون آهن ته جيئن توهان کي آزمائش ۾ وجهي ۽ ظاهر ٿئي ته ڪير شڪرگذار، پرهيزگار ۽ فرمانبردار آهي ۽.

ف١٨ يعني قرآن شريف، جنهن ۾ مرڻ کان پوءِ اٿارڻ جو بيان آهي.هي.

ف١٩ يعني باطل ۽ ڏوکو.

ف٢٠ جنهنجو وعدو ڪيل آهي.

ف٢١ اهو عذاب ڇو نه ٿو نازل ٿئي ۽ ڪهڙي دير آهي؟ ڪافرن جو اهو جلدي ڪرڻ ڪرڙ ۽ ٺٺولي جي طور آهي.

ف٢٢ صحت ۽ امن جو يا رزق جي وسعت ۽ دولت جو.

ف٢٣ جو بيهر ان نعمت جي حاصل ڪرڻ کان مايوس ٿي وڃي ٿو ۽ الله تعالىٰ جي فضل مان پنهنجي اميد قطع ڪري ڇڏي ٿو ۽ صبر ۽ رضا تي ثابت نه ٿو رهي ۽ گذريل نعمت جي ناشڪري ڪري ٿو.

ف٢٤ شڪرگذار ٿيڻ ۽ نعمت جي حق ادا ڪرڻ جي بجاءِ.

ف٢٥ مصيبت تي صبر وارا ۽ نعمت تي شڪرگذار ٿيا.

ف٢٦ ترمذي چيو ته استفهام نهي جي معنىٰ ۾ آهي يعني توهان جي طرف وحي ٿئي ٿو، اهو سڀ توهان انهن کي پهچايو ۽ تنگ دل نه ٿيو. هي رسالت جي تبليغ جو تاڪيد آهي هن جي باوجود، جو الله تعالىٰ ڄاڻي ٿو ته سندس رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن رسالت جي ادا ڪرڻ ۾ گهٽتائي ڪرڻ وارا نه آهن ۽ انهي ڪين ان کان معصوم فرمايو آهي. هن تاڪيد ۾ محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي تسڪين خاطر به آهي ۽ ڪافرن جي مايوسي به ته سندن ٺٺولي تبليغ جي ڪم ۾ خلل ٿي وجهي سگهي



شان نزول:- عبدالله بن اميه مخزومي ۾ محبوب رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کي چيو هو ته جيڪڏهن توهان سچا رسول آهيو ۽ توهان جو خدا هر شيءِ تي قادر آهي ته پوءِ ان توهان تي خزانو ڇو نه لاٿو يا توهان سان گڏ ڪو ملائڪ ڇو نه موڪليو، جيڪو توهان جي رسالت جي شاهدي ڏئي ها، ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي.

يَقُوْلُوْا لَوْلَآ اُنْزِلَ عَلَيْهِ كَنْزٌ اَوْ جَآءَ مَعَهٗ مَلَكٌ ؕ اِنَّمَآ اَنْتَ نَذِيْرٌ ؕ

اهي چون ٿا ته ان سان گڏ خزانو ڇو نه لٿو يا ان سان گڏ ڪو ملائڪ اچي ها، تون ته فقط ڊيڄاريندڙ آهين ف٢٧

وَاللّٰهُ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ وَّكِيْلٌ ﴿١٢﴾ اَمْ يَقُوْلُوْنَ افْتَرٰىهُ ؕ قُلْ فَاْتُوْا

۽ الله هر شيءِ جو نگهبان آهي. ڇا ف٢٨ اهي چون ٿا ته اڌ پاڻ قرآن کي گهڙيو آهي، تون فرماءِ توهان به ته

بِعَشْرِ سُوَرٍ مِّثْلِهٖ مُفْتَرَيٰتٍ وَّادْعُوْا مَنِ اسْتَطَعْتُمْ مِّنْ دُوْنِ

اهڙيون گهڙيل ڏهه سورتون ڪٺيون آڻيو ف٢٩ ۽ الله کان سواءِ جيڪي به ملي سگهن ف٣٠ سڀ کي سڏيو

اللّٰهِ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿١٣﴾ فَاِلَّمْ يَسْتَجِيْبُوْا لَكُمْ فَاعْلَمُوْٓا اَنَّمَآ

جيڪڏهن توهان سچا آهيو. ف٣١ مسلمانو! جيڪڏهن اهي توهان جي ان ڳالهه جو جواب نه ڏيئي سگهن ته

اُنْزِلَ بِعِلْمِ اللّٰهِ وَاَنْ لَّآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۚ فَهَلْ اَنْتُمْ مُّسْلِمُوْنَ ﴿١٤﴾

پوءِ يقين ڪريو ته اهو الله جي علم سان ئي لٿو آهي ۽ هي ته ان کان سواءِ ڪو معبود نه آهي، ڇا هاڻي ته مڃيندؤ ف٣٢

مَنْ كَانَ يُرِيْدُ الْحَيٰوةَ الدُّنْيَا وَزِيْنَتَهَا نُوَفِّ اِلَيْهِمْ اَعْمَالَهُمْ

جيڪو دنيا جي زندگي ۽ سينگار طلبيندو هجي ف٣٣ اسان ان ۾ انهن کي پورو پورو ڦل ڏينداسين

فِيْهَا وَهُمْ فِيْهَا لَا يُبْخَسُوْنَ ﴿١٥﴾ اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ لَيْسَ لَهُمْ فِي

ف٣٤ ۽ ان ۾ ڪا به ڪمي نه ڪندي. اهي ئي آهن جن جي واسطي آخرت ۾ باهه کان سواءِ

الْاٰخِرَةِ اِلَّا النَّارُ ۖ وَحَبِطَ مَا صَنَعُوْا فِيْهَا وَبٰطِلٌ مَّا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿١٦﴾

ڪجهه به نه آهي ۽ چٽ ٿي ويو جو ڪجهه ان ۾ ڪيو هئائون ۽ سندن عمل نابود ۽ تباهه ٿي ويا. ف٣٥

اَفَمَنْ كَانَ عَلٰى بَيِّنَةٍ مِّنْ رَّبِّهٖ وَيَتْلُوْهُ شَاهِدٌ مِّنْهُ وَمِنْ

پوءِ ڇا جيڪو پنهنجي رب جي طرف کان روشن دليل تي هجي ف٣٦ ۽ ان تي الله جي طرف کان شاهد به اچي ف٣٧

قَبْلِهٖ كِتٰبُ مُوْسٰٓى اِمَامًا وَّرَحْمَةً ؕ اُولٰٓئِكَ يُؤْمِنُوْنَ بِهٖ ؕ وَمَنْ

۽ ان کان اڳ ۾ موسىٰ جو ڪتاب ف٣٨ اڳواڻ ۽ رحمت، اهي ان تي ف٣٩ ايمان رکن ٿا ۽ جيڪو

يَّكْفُرْ بِهٖ مِنَ الْاَحْزَابِ فَالنَّارُ مَوْعِدُهٗ ۚ فَلَا تَكُ فِيْ مِرْيَةٍ

ماڻهو به گروهن مان ان جو منڪر ٿيو ف٤٠ ته پوءِ باهه ئي ان جو واعدو آهي، اي ٻڌندڙ تو کي ان ۾ ڪو شڪ هجڻ نه

مِّنْهُ ۗ اِنَّهُ الْحَقُّ مِنْ رَّبِّكَ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَ النَّاسِ لَا يُؤْمِنُوْنَ ﴿١٧﴾

گهرجي، بيشڪ اهو حق آهي تنهنجي رب جي طرف کان، پر گهڻا ماڻهو ايمان نٿا رکن.

ف٢٧ توهان کي کهڙي پرواهه، جيڪڏهن ڪافر نه مڃن يا مسخري ڪن.

ف٢٨ مڪي جا ڪافر، قرآن ڪريم جي نسبت.

ف٢٩ جو ته انسان جيڪڏهن اهڙو ڪلام ناهي سگهي ٿو ته ان جو مثال ناهڻ توهان جي طاقت کان ٻاهر نه هوندو، توهان به عرب آهيو، فصيح ۽ بليغ آهيو، ڪوشش ڪريو.

ف٣٠ پنهنجي مدد جي لاءِ.

ف٣١ هن ۾ ته هي ڪلام انسان جو ناهيل آهي.

ف٣٢ ۽ يقين رکندؤ ته هي الله جي طرف کان آهي يعني قرآن جي معجزي ڏسڻ کان پوءِ ايمان ۽ اسلام تي ثابت رهو.

ف٣٣ ۽ پنهنجي گهٽ هستي کان آخرت تي نظر نه رکندو هجي.

ف٣٤ ۽ جيڪي عمل انهن دنيا جي طلب جي لاءِ ڪيا آهن، ان جا اجر صحت، دولت، رزق جي ڪشادگي ۽ اولاد جي گهڻائي وغيره سان دنيا ۾ ئي پورو ڪنداسين.

ف٣٥ شان نزول:- ضحاڪ چيو ته هي آيت مشرڪن جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪي آخرت جي ثواب جا معتقد ته نه هئا پر اهي جهادن ۾ غنيمت جي مال حاصل ڪرڻ جي لاءِ شامل ٿيندا هئا.

ف٣٦ اهو ان جهڙو ٿي سگهي ٿو؟ جيڪو دنيا جي زندگي ۽ ان جو آرام چاهيندو هجي، ايئن نه آهي. انهن ٻنهي ۾ وڏو فرق آهي. روشن دليل مان اهو عقلي دليل مراد آهي، جيڪو اسلام جي حقانيت تي دلالت ڪري ۽ ان شخص مان، جيڪو پنهنجي رب جي طرف کان روشن دليل تي هجي، اهي يهودي مراد آهن، جيڪو اسلام سان مشرف ٿيا، جيئن حضرت عبدالله بن سلام رضی الله عنه.

ف٣٧ ۽ ان جي صحيح هجڻ جي شاهدي ڏئي، اهو شاهد قرآن ڪريم آهي.

ف٣٨ يعني توريت.



ف٣٩ يعني قرآن شريف تي. ف٤٠ تو ڙي ڪير به هجن. حديث شريف ۾ آهي ته محبوب سيد عالم صلی الله عليه وسلم جن فرمايو ته ان جو قسم جنهن جي قدرت جي هٿ ۾ مان محمدؐ (صلی الله عليه وسلم) جو ساهه آهي، هن امت جو جيڪو به هجي، يهودي هجي يا نصارو، جنهن کي به منهنجي خبر پهچي ۽ اهو منهنجي دين تي ايمان آڻڻ کان سواءِ مري وڃي، اهو ضرور جهنمي آهي.

وَمَنْ اَظْلَمُ مِمَّنِ افْتَرٰى عَلَى اللّٰهِ كَذِبًا ؕ اُولٰٓئِكَ يُعْرَضُوْنَ

۽ ان کان وڌيک ظالم ڪير ٿيندو؟ جيڪو الله تي ڪوڙ ٻڌي وا٤١ انهن کي سندن رب جي بارگاه ۾

عَلٰى رَبِّهِمْ وَيَقُوْلُ الْاَشْهَادُ هٰٓؤُلَآءِ الَّذِيْنَ كَذَبُوْا عَلٰى رَبِّهِمْ ۚ

پيش ڪيو ويندو وا٤٢ ۽ شاهد چوندا ، هي آهن اهي جن پنهنجي رب تي ڪوڙ گهڙيا هئا

اَلَا لَعْنَةُ اللّٰهِ عَلَى الظّٰلِمِيْنَ ﴿١٨﴾ الَّذِيْنَ يَصُدُّوْنَ عَنْ سَبِيْلِ

ٻڌو ظالمن تي خدا جي لعنت آهي وا٤٣ جيڪي الله جي راه کان منع ڪن ٿا،

اللّٰهِ وَيَبْغُوْنَهَا عِوَجًا ؕ وَهُمْ بِالْاٰخِرَةِ هُمْ كٰفِرُوْنَ ﴿١٩﴾ اُولٰٓئِكَ لَمْ

۽ ان ۾ هير ڦير چاهن ٿا ۽ اهي ئي آخرت جا منڪر آهن. اهي ٿڪائي

يَكُوْنُوْا مُعْجِزِيْنَ فِى الْاَرْضِ وَمَا كَانَ لَهُمْ مِّنْ دُوْنِ اللّٰهِ

سگهندڙ نه آهن زمين ۾ وا٤٤ ۽ الله کان سواءِ انهن جو ڪو حمايتي نهوندو وا٤٥

مِنْ اَوْلِيَآءَ ۘ يُضٰعَفُ لَهُمُ الْعَذَابُ ؕ مَا كَانُوْا يَسْتَطِيْعُوْنَ السَّمْعَ

انهن کي عذاب ٻيڻو ٿيندو وا٤٦ اهي ته نه ٻڌي سگهندا هئا ۽ نه

وَمَا كَانُوْا يُبْصِرُوْنَ ﴿٢٠﴾ اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ خَسِرُوْٓا اَنْفُسَهُمْ وَضَلَّ

ورِي ڏسندا هئا. وا٤٧ اهي ئي آهن جن پاڻ کي گهاٽي ۾ وڌو ۽ سندن

عَنْهُمْ مَّا كَانُوْا يَفْتَرُوْنَ ﴿٢١﴾ لَا جَرَمَ اَنَّهُمْ فِى الْاٰخِرَةِ هُمُ

من گهڙت ڳالهيون کانئن وسري ويون. بهرحال اهي ئي آخرت ۾ سڀني کان وڌيڪ

الْاَخْسَرُوْنَ ﴿٢٢﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ وَاَخْبَتُوْٓا

نقصان ۾ آهن. وا٤٨ بيشڪ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون ۽ پنهنجي رب

اِلٰى رَبِّهِمْ ۙ اُولٰٓئِكَ اَصْحٰبُ الْجَنَّةِ ۚ هُمْ فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ﴿٢٣﴾ مَثَلُ

جي طرف رجوع ڪيائون، اهي ئي جنتي آهن اهي ان ۾ هميشه رهندا . ٻن ٽولن

الْفَرِيْقَيْنِ كَالْاَعْمٰى وَالْاَصَمِّ وَالْبَصِيْرِ وَالسَّمِيْعِ ؕ هَلْ يَسْتَوِيٰنِ

وا٤٩ جو حال اهڙو آهي جيئن هڪ انڌو ۽ ٻوڙو ۽ ٻيو اکين وارو ۽ ٻڌندڙ وا٥٠ ڇا اهي ٻئي هڪ جهڙا

مَثَلًا ؕ اَفَلَا تَذَكَّرُوْنَ ﴿٢٤﴾ وَلَقَدْ اَرْسَلْنَا نُوْحًا اِلٰى قَوْمِهٖٓ ۡ اِنِّىْ لَكُمْ

آهن وا٥١ ڇا پوءِ توهان ڌيان نه ٿا ڏيو ۽ بيشڪ اسان نوح کي سندس قوم جي طرف موڪليو وا٥٢ ته بيشڪ مان توهان

وقف لازم

ع ١٦ ٢ ٢

وا٤١ ۽ ان جي لاءِ شريڪ ۽ اولاد ٻڌائي. هن آيت مان ثابت ٿئي ٿو ته الله تعالىٰ تي ڪوڙ هڻڻ بد ترين ظلم آهي.

وا٤٢ قيامت جي ڏينهن ڪانئن پنهنجا اعمال معلوم ڪيا ويندا ۽ نبي سڳورا ۽ ملائڪ مٿن شاهدي ڏيندا.

وا٤٣ بخاري ۽ مسلم جي حديث ۾ آهي ته قيامت جي ڏينهن ڪافرن ۽ منافقن کي پوري مخلوق جي سامهون چيو ويندو ته هي اهي آهن جن پنهنجي رب تي ڪوڙ هنيو، ظالمن تي خدا جي لعنت. اهڙيءَ طرح اهي پوريءَ مخلوق جي سامهون خوار ڪيا ويندا.

وا٤٤ الله کي، جيڪڏهن اهو مٿن عذاب ڪرڻ گهري، ڇو ته اهي اُن جي قبضي ۽ اُن جي ملڪيت ۾ آهن، نه ان کان ڀڄي سگهن نه بچي سگهن ٿا.

وا٤٥ جو سندن مدد ڪن ۽ کين ان جي عذاب کان بچائن .

وا٤٦ ڇو ته انهن، ماڻهن کي خدا جي واٽ کان روڪيو ۽ مرڻ کان پوءِ اٿڻ جو انڪار ڪيو.

وا٤٧ قتاده چيو ته اهي حق ٻڌڻ کان ٻوڙا ٿي ويا، پوءِ ڪا چڱائي جي ڳالهه ٻڌي ڪري، نفعو نه ٿا حاصل ڪن ۽ نه اهي قدرت جي نشانين کي ڏسي ڪري، فائدو حاصل ڪن ٿا.

وا٤٨ جو انهن جنت جي بجاءِ جهنم کي اختيار ڪيو.

وا٤٩ يعني ڪافر ۽ مؤمن .

وا٥٠ ڪافر ان جي مثل آهي، جيڪو نه ڏسي نه ٻڌي، اهو ناقص آهي ۽ مؤمن اُن جي مثل آهي، جيڪو ڏسي به ٿو، ٻڌي به ٿو، اهو ڪامل آهي، حق ۽ باطل ۾ امتياز رکي ٿو.

وا٥١ هرگز نه آهي .

وا٥٢ ان قوم کي فرمايو.

نَذِيۡرٌ مُّبِيۡنٌ ﴿٢٥﴾ اَنۡ لَّا تَعۡبُدُوۡۤا اِلَّا اللّٰهَ ؕ اِنِّیۡۤ اَخَافُ عَلَيۡكُمۡ عَذَابَ

جي واسطي کليو کلا ڊيڄاريندڙ آهيان. جو الله کان سواءِ ڪنهن جي بہ عبادت نہ ڪيو. بيشڪ مون کي خوف آهي توهان تي

يَوۡمٍ اَلِيۡمٍ ﴿٢٦﴾ فَقَالَ الۡمَلَاُ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا مِنۡ قَوۡمِهٖ مَا نَرٰىكَ اِلَّا بَشَرًا

سخت مصيبت واري ڏينهن جي عذاب جو. پوءِ سندس قوم جي سردارن جن ڪفر ڪيو هو چيو ته اسان ته تو کي پاڻ جهڙو ئي انسان

مِّثۡلَنَا وَمَا نَرٰىكَ اتَّبَعَكَ اِلَّا الَّذِيۡنَ هُمۡ اَرَاذِلُنَا بَادِىَ الرَّاۡىِ ۚ وَ

ڏسون ٿا ۽ اسان ته تنهنجي پيروي ڪندي ڪنهن کي بہ نٿا ڏسون سواءِ اسان جي ڪمينن جي و٥٥ سر سري نظر سان

مَا نَرٰى لَـكُمۡ عَلَيۡنَا مِنۡ فَضۡلٍۢ بَلۡ نَظُنُّكُمۡ كٰذِبِيۡنَ ﴿٢٧﴾ قَالَ

و٥٦ ۽ اسان پاڻ تي توهان جي ڪا بہ فضيلت نٿا ڏسون و٥٧ بلڪ توهان کي ته و٥٨ اسان ڪوڙو ٿا سمجهون.

يٰقَوۡمِ اَرَءَيۡتُمۡ اِنۡ كُنۡتُ عَلٰى بَيِّنَةٍ مِّنۡ رَّبِّىۡ وَاٰتٰٮنِىۡ رَحۡمَةً

چيائين اي منهنجي قوم ڀلا ٻڌايو ته جيڪڏهن مان پنهنجي رب جي طرف کان دليل تي هجان و٥٩ ۽ ان مون کي پاڻ وٽان

مِّنۡ عِنۡدِهٖ فَعُمِّيَتۡ عَلَيۡكُمۡ ؕ اَنُلۡزِمُكُمُوۡهَا وَاَنۡتُمۡ لَهَا كٰرِهُوۡنَ ﴿٢٨﴾

رحمت بخشي و٦٠ پوءِ توهان ان کان اندا رهيا ته ڇا اسان توهان کي ان تي زبردستي مڃرائي ڇڏيون ۽ توهان بيزار

وَيٰقَوۡمِ لَاۤ اَسۡـئَلُكُمۡ عَلَيۡهِ مَالًا ؕ اِنۡ اَجۡرِىَ اِلَّا عَلَى اللّٰهِ

هجو. و٦١ اي منهنجي قوم مان توهان کان ان تي و٦٢ ڪنهن بہ قسم جو مال نٿو گهران و٦٣ منهنجو اجر الله تي آهي

وَمَاۤ اَنَا بِطَارِدِ الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا ؕ اِنَّهُمۡ مُّلٰقُوۡا رَبِّهِمۡ وَلٰـكِنِّىۡۤ

۽ مان مسلمانن کي پاڻ کان پري ڪرڻ وارو نہ آهيان و٦٤ بيشڪ اهي پنهنجي رب سان ملڻ وارا آهن و٦٥ پر مان

اَرٰٮكُمۡ قَوۡمًا تَجۡهَلُوۡنَ ﴿٢٩﴾ وَيٰقَوۡمِ مَنۡ يَّنۡصُرُنِىۡ مِنَ اللّٰهِ اِنۡ

توهان کي ته ڇٽ جاهل قوم سمجهان ٿو و٦٦ ۽ اي قوم مون کي الله کان ڪير بچائيندو، جيڪڏهن

طَرَدْتُّهُمۡ ؕ اَفَلَا تَذَكَّرُوۡنَ ﴿٣٠﴾ وَلَاۤ اَقُوۡلُ لَـكُمۡ عِنۡدِىۡ خَزَآئِنُ اللّٰهِ وَ

مون انهن کي پري ڪيو، ڇا توهان ڌيان نٿا ڏيو. ۽ مان توهان کي نٿو چوان ته مون وٽ الله جا خزانا

لَاۤ اَعۡلَمُ الۡغَيۡبَ وَلَاۤ اَقُوۡلُ اِنِّىۡ مَلَكٌ وَّلَاۤ اَقُوۡلُ لِلَّذِيۡنَ

آهن ۽ نہ هي ته مان غيب ڄاڻي وٺان ٿو ۽ نہ هي چوان ٿو ته مان ملائڪ آهيان و٦٧ ۽ جن کي توهان جون

تَزۡدَرِىۡۤ اَعۡيُنُكُمۡ لَنۡ يُّؤۡتِيَهُمُ اللّٰهُ خَيۡرًا ؕ اَللّٰهُ اَعۡلَمُ بِمَا فِىۡۤ

اکيون گهٽ ٿيون سمجهن ٿيون انهن جي واسطي آئون نٿو چوان ته الله انهن کي هرگز ڀلائي نہ ڏيندو، الله خوب ڄاڻي ٿو جيڪي انهن

و٥٣ حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته حضرت نوح عليه السلام چاليهن سالن کان پوءِ مبعوث ٿيو ۽ ساڍا نوَ سوَ سال پنهنجي قوم کي دعوت فرمائيندو رهيو ۽ طوفان کان پوءِ سٺ سال دُنيا ۾ رهيو. پوءِ سندس عمر هڪ هزار پنجاهہ سال ٿي. ان کان سواءِ عمر شريف جي متعلق ٻيا بہ قول آهن، (خازن).

و٥٤ ان گمراهي ۾ گهڻيون اُمتون مبتلا ٿي ڪري، اسلام کان محروم رهيون. قرآن پاڪ ۾ جاءِ بجاءِ انهن جا تذڪرا آهن. هن اُمت ۾ بہ گهڻا بدنصيب محبوب سيد الانبياء صلی الله عليه وسلم جن کي بشر چون ٿا ۽ هڪ جهڙائي جو فاسد خيال رکن ٿا. الله تعالیٰ انهن کي گمراهي کان بچائي.

و٥٥ ڪمينن مان انهن جي مُراد اهي ماڻهو هئا، جيڪي انهن جي نظر ۾ خسيس ڌنڌو رکندا هئا ۽ حقيقت هيءَ آهي ته انهن جو اهو چوڻ خالص جهالت هئي، ڇو ته انسان جو مرتبو دين جي اتباع ۽ رسول جي فرمانبرداري سان آهي، مال، مرتبي ۽ ڌنڌي کي ان ۾ دخل نہ آهي. ديندار نيڪ سيرت ڌنڌي واري کي گهٽتائي جي نظر سان ڏسڻ ۽ گهٽ سمجهڻ جهالت آهي.

و٥٦ يعني غور ۽ فڪر کان سواءِ.

و٥٧ مال ۽ رياست ۾. انهن جو اهو قول بہ جهالت هئي، ڇو ته الله وٽ ٻانهي جي لاءِ ايمان ۽ طاعت، فضيلت جو سبب آهي، نہ مال ۽ رياست

و٥٨ نبوت جي دعوىٰ ۾ ۽ توهان جي تابعدارن کي ان جي تصديق ۾.

و٥٩ جيڪو منهنجي دعوىٰ جي صداقت تي شاهد هجي.

و٦٠ يعني نبوت عطا ڪئي. و٦١ ۽ ان حجت کي ناپسند رکو ٿا. و٦٢ يعني رسالت جي تبليغ تي. و٦٣ جو توهان تي ان جو ادا ڪرڻ گرو ٿئي.

و٦٤ هي حضرت نوح عليه السلام انهن جي هن ڳالهہ جي جواب ۾ فرمايو هو، جيڪي ماڻهو چوندا هئا ته اي نوح! رذيل ماڻهن کي پنهنجي مجلس مان ڪڍي ڇڏيو ته جيئن اسان کي توهان جي مجلس ۾ ويهڻ کان شرم نہ اچي. و٦٥ ۽ ان جي قرب سان ڪامياب ٿيندا، پوءِ مان انهن کي ڪيئن ڪڍي ڇڏيان. و٦٦ ايمان وارن کي رذيل چئو ٿا ۽ انهن جو قدر نٿا ڪريو ۽ نٿا ڄاڻو ته اهي توهان کان ڀلا آهن.

و٦٧ حضرت نوح عليه السلام جي قوم سندن نبوت ۾ ٽي شبها ڪيا هئا. هڪ شبهو هي ته مَا نَرٰى لَـكُمۡ عَلَيۡنَا مِنۡ فَضۡلٍ (اسان توهان ۾ پنهنجي مٿان ڪا بہ ڪا وڌائي نٿا ڏسون) يعني توهان مال ۽ دولت ۾ اسان کان گهڻا نہ آهيو. ان جي جواب ۾ حضرت نوح عليه الصلوٰة والتسليمات فرمايو لَاۤ اَقُوۡلُ لَـكُمۡ عِنۡدِىۡ خَزَآئِنُ اللّٰهِ يعني مان توهان کي نٿو چوان ته مون وٽ الله جا خزانا آهن. پوءِ توهان جو اهو اعتراض بلڪل اجايو آهي. مان ڪڏهن مال جي فضيلت ياد نہ ڏياري ۽ دنيوي دولت جي مان توهان کي اميد ڪا نہ ڏياري ۽ پنهنجي دعوت کي مال سان گڏ نہ ڪيو، پوءِ توهان هن چوڻ جا ڪيئن حقدار آهيو ته اسان توهان ۾ ڪا مالي فضيلت نٿا ڏسون ۽ توهان جو اهو اعتراض صرف بيهودو آهي ٻيو شبهو نوح جي قوم هي ڪيو هو مَا نَرٰىكَ اتَّبَعَكَ اِلَّا الَّذِيۡنَ هُمۡ اَرَاذِلُنَا بَادِىَ الرَّاۡىِ يعني اسان نٿا ڏسون ته توهان جي ڪنهن پيروي ڪئي هجي، مگر اسان جي ڪمينن سرسري نظر سان، مطلب هي هو ته اهي بہ صرف ظاهر ۾ مؤمن آهن، باطن ۾ نہ آهن. ان جي جواب ۾ حضرت نوح عليه السلام هي فرمايو ته مان نٿو چوان ته مان غيب ڄاڻان ٿو ۽ منهنجا احڪام غيب تي مبني هجن ته جيئن توهان کي هن اعتراض ڪرڻ جو موقعو ملي ها. جڏهن مان اهو چيو ئي نہ آهي ته پوءِ اهو اعتراض اجايو آهي ۽ شريعت ۾ ظاهر جو ئي اعتبار آهي. انهيءَ ڪري توهان جو اعتراض بلڪل اجايو آهي. لَاۤ اَعۡلَمُ الۡغَيۡبَ فرمائڻ ۾ پڻ قوم تي هڪ لطيف تعريض آهي ته ڪنهن جي باطن تي حڪم ڪرڻ ان جو ڪم آهي، جيڪو غيب جو علم رکندو هجي. نبي هجڻ جي باوجود مان ته ان جي دعوىٰ نہ ڪئي. توهان ڪهڙي طرح چئو ٿا ته انهن دل سان ايمان نہ آندو. ٽيون شبهو ان قوم جو هي هو ته مَا نَرٰىكَ اِلَّا بَشَرًا مِّثۡلَنَا يعني اسان توهان کي پاڻ جهڙو ئي ماڻهو ڏسون ٿا. ان جي جواب ۾ فرمايائين ته مان توهان کي هي نٿو چوان ته مان ملائڪ آهيان، يعني مان پنهنجي دعوت کي پنهنجي ملائڪ هجڻ تي موقوف نہ ڪيو هو، جو توهان کي هن اعتراض جو موقعو ملي، جو ياد ڏيا ريو ها. جو اهي پاڻ کي ملائڪ چورائيندا هئا ۽ بشر. انهيءَ ڪري توهان جو اهو اعتراض بہ باطل آهي.

اَنْفُسِهِمْ ۚ اِنِّیْۤ اِذًا لَّمِنَ الظّٰلِمِیْنَ ﴿۳۱﴾ قَالُوْا یٰنُوْحُ قَدْ جٰدَلْتَنَا

جي دلين ۾ آهي وٺ٦٨ ائين ڪريان ته ضرور مان ظالمن مان هجان. وٺ٦٩ چون لڳا اي نوح تو اسان سان جهڳڙو ڪيو ۽

فَاَكْثَرْتَ جِدَالَنَا فَاْتِنَا بِمَا تَعِدُنَاۤ اِنْ كُنْتَ مِنَ الصّٰدِقِیْنَ ﴿۳۲﴾

تمام گهڻو جهڳڙو ڪيو پوءِ وٺي اچ جنهن وٺ٧١ جو تون اسان کي ڊيڄاءُ ڏيندو رهيو آهين جي تون سچو آهين.

قَالَ اِنَّمَا یَاْتِیْكُمْ بِهِ اللّٰهُ اِنْ شَآءَ وَمَاۤ اَنْتُمْ بِمُعْجِزِیْنَ ﴿۳۳﴾

چيائين اهو ته الله توهان تي آڻيندو جيڪڏهن چاهي ۽ توهان ڪيس عاجز ڪري نه ٿا سگهو. وٺ٧٢ ۽

وَلَا یَنْفَعُكُمْ نُصْحِیْۤ اِنْ اَرَدْتُّ اَنْ اَنْصَحَ لَكُمْ اِنْ كَانَ اللّٰهُ

توهان کي منهنجي نصيحت ڪو فائدو نه ڏيندي جيڪڏهن مان توهان جو خيرگهر ان جڏهن ته الله توهان جي

یُرِیْدُ اَنْ یُّغْوِیَكُمْ ؕ هُوَ رَبُّكُمْ ۫ وَاِلَیْهِ تُرْجَعُوْنَ ﴿۳۴﴾ اَمْ یَقُوْلُوْنَ

گمراهي چاهي ٿو اهو توهان جو رب آهي ۽ انهيءَ جي طرف موٽايا ويندؤ. وٺ٧٣ ڇا! اهي چون ٿا ته ان قرآن

افْتَرٰىهُ ؕ قُلْ اِنِ افْتَرَیْتُهٗ فَعَلَیَّ اِجْرَامِیْ وَاَنَا بَرِیْٓءٌ مِّمَّا

کي پاڻ ناهيو آهي وٺ٧٤ تون فرماءِ جي مان ناهيو هوندو ته منهنجو گناهه مون تي آهي وٺ٧٥ ۽ مان توهان جي گناهن کان

تُجْرِمُوْنَ ﴿۳۵﴾ وَاُوْحِیَ اِلٰی نُوْحٍ اَنَّهٗ لَنْ یُّؤْمِنَ مِنْ قَوْمِكَ

بي تعلق آهيان. ۽ نوح کي وحي ٿيو ته توهان جي قوم مان مسلمان نه ٿيندا

اِلَّا مَنْ قَدْ اٰمَنَ فَلَا تَبْتَىِٕسْ بِمَا كَانُوْا یَفْعَلُوْنَ ﴿۳۶﴾ وَاصْنَعِ

مگر جيترا ايمان آڻي چڪا پوءِ تون غم نه ڪر ان تي جو ڪجهه اهي ڪن ٿا. وٺ٧٦ ۽ ٻيڙو ٺاهه

الْفُلْكَ بِاَعْیُنِنَا وَوَحْیِنَا وَلَا تُخَاطِبْنِیْ فِی الَّذِیْنَ ظَلَمُوْا ۚ

اسان جي نظر هيٺ وٺ٧٧ ۽ اسان جي حڪم سان ۽ ظالمن جي باري ۾ مون سان نه ڳالهائجان وٺ٧٨ ۽

اِنَّهُمْ مُّغْرَقُوْنَ ﴿۳۷﴾ وَیَصْنَعُ الْفُلْكَ ۫ وَكُلَّمَا مَرَّ عَلَیْهِ مَلَاٌ مِّنْ

اهي ضرور ٻوڙيا ويندا. وٺ٧٩ ۽ نوح ٻيڙو ٺاهي ٿو ۽ جڏهن سندس قوم جا سردار وٽانئس لنگهيا ته

قَوْمِهٖ سَخِرُوْا مِنْهُ ؕ قَالَ اِنْ تَسْخَرُوْا مِنَّا فَاِنَّا نَسْخَرُ مِنْكُمْ

ان تي کلڻ لڳا وٺ٨٠ فرمايائين جيڪڏهن توهان اسان تي کلو ٿا ته اسان به هڪ وقت توهان تي کلنداسين وٺ٨١ جيئن

كَمَا تَسْخَرُوْنَ ﴿۳۸﴾ ؕ فَسَوْفَ تَعْلَمُوْنَ ۙ مَنْ یَّاْتِیْهِ عَذَابٌ یُّخْزِیْهِ

توهان کلو ٿا وٺ٨٢ پوءِ اجهو توهان کي خبر پوي ٿي ته ڪنهن تي اچي ٿو اهو عذاب جيڪو ان کي خوار ڪري ڇڏي وٺ٨٣



وٺ٦٨ چڱائي يا بُرائي، اخلاص يا نفاق.

وٺ٦٩ يعني جيڪڏهن مان انهن جي ظاهري ايمان کي ڪوڙو ڪري، انهن جي باطل تي الزام لڳايان ۽ انهن کي ڪڍي ڇڏيان.

وٺ٧٠ ۽ الحمدلله مان ظالمن مان هرگز نه آهيان پوءِ ائين ڪڏهن به نه ڪندس.

وٺ٧١ عذاب.

وٺ٧٢ ان کي عذاب ڪرڻ کان يعني نه ان عذاب کي روڪي سگهندؤ، نه ان کان بچي سگهندؤ.

وٺ٧٣ آخرت ۾ اهو ئي توهان جي عملن جو بدلو ڏيندو.

وٺ٧٤ ۽ اهڙيءَ طرح خدا جي ڪلام ۽ ان جي حڪمن مڃڻ کان ڀڄن ٿا ۽ ان جي رسول تي بهتان مڙهن ٿا ۽ ان جي طرف ٺٺولي جي نسبت ڪن ٿا، جن جو صدق چٽن دليلن ۽ قوي حجت سان ثابت ٿي چڪو آهي. تنهنڪري هاڻي انهن کي.

وٺ٧٥ ضرور ان جو وبال ايندو ۽ الحمدلله آءٌ سچار آهيان. پوءِ تون ها سمجهي ڇڏيو ته توهان جي تڪذيب جو وبال توهان تي پوندو.

وٺ٧٦ يعني ڪفر ۽ توهان جي تڪذيب ۽ توهان جا ايذاءَ، ڇو ته هاڻي توهان جي دشمن کان بدلي وٺڻ جو وقت اچي ويو.

وٺ٧٧ اسان جي حفاظت ۾، اسان جي تعليم سان.

وٺ٧٨ يعني انهن جي شفاعت ۽ عذاب جي دفع جي دُعا نه گهرجان ڇو ته انهن جو ٻُڏڻ مقدر ٿي چڪو آهي.

وٺ٧٩ حديث شريف ۾ آهي ته حضرت نوح عليه السلام، الله جي حڪم سان ساڳ جاوڻ پوکيا. ويهن سالن ۾ اهي وڻ تيار ٿيا، ان عرصي ۾ مطلقًا ڪو ٻار پيدا نه ٿيو، ان کان اڳ جيڪي ٻار پيدا ٿي چڪا هئا سي بالغ ٿي ويا ۽ انهن به حضرت نوح عليه الصلوٰة والتسليمات جي دعوت قبول ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ حضرت نوح عليه السلام ٻيڙي ٺاهڻ ۾ مشغول ٿي ويو.

وٺ٨٠ ۽ چوندا هئا اي نوح! ڇا ڪري رهيو آهين، پاڻ فرمائيندا هئا، اهڙو مڪان ناهيان ٿو، جيڪو پاڻي تي هلي. اهي ٻُڌي کلندا هئا ڇو ته پاڻ اها ٻيڙي جهنگ ۾ ناهيندا هئا، جتي پري پري تائين پاڻي نه هو ۽ اهي ماڻهو مسخريءَ سان هي به چوندا هئا ته پهريائين ته توهان نبي هيؤ، هاڻي ڊکڻ ٿي ويؤ.

وٺ٨١ توهان کي هلاڪ ٿيندو ڏسي. وٺ٨٢ ٻيڙي ڏسي ڪري، روايت ٿيل آهي ته اها ٻيڙي ٻن سالن ۾ تيار ٿي. ان جي ڊيگهه ٽي سو گز، ويڪر پنجاهه گز ۽ اوچائي ٽيهه گز هئي. (ان ۾ پيا به قول آهن) ان ٻيڙي ۾ ٽي طبقا ناهيا ويا. هيٺئين طبقي ۾ وحشي، درندا ۽ جيت جنتيا وچين طبقي ۾ چوپايا وغيره ۽ مٿين طبقي ۾ پاڻ حضرت نوح عليه السلام ۽ سندن ساٿي ۽ حضرت آدم عليه السلام جو جسم مبارڪ، جيڪو عورتن ۽ مردن جي وچ ۾ حائل هو ۽ کاڌ وغيره جو سامان هو، پکي به مٿين طبقي ۾ ئي هئا. (خازن ۽ مدارڪ)

وٺ٨٣ دُنيا ۾ اهو ٻُڏڻ جو عذاب آهي.

وَيَحِلُّ عَلَيْهِ عَذَابٌ مُّقِيمٌ ﴿٣٩﴾ حَتّٰٓى إِذَا جَآءَ أَمْرُنَا وَفَارَ

۽ ڪنهن تي لهي ٿو هميشه رهڻ وارو عذاب. ف٨٤ ايستائين جو جڏهن اسان جو حڪم آيو ف٨٥ ۽ تنور

التَّنُّورُ قُلْنَا احْمِلْ فِيهَا مِنْ كُلٍّ زَوْجَيْنِ اثْنَيْنِ وَأَهْلَكَ

جوش هنيو ف٨٦ اسان فرمايو ٻيڙيءَ ۾ سوار ڪر هر جنس مان هڪ جوڙو نر ۽ ماديءَ جي خلاف ڳالهه تي چڪي ف٨٧

إِلَّا مَنْ سَبَقَ عَلَيْهِ الْقَوْلُ وَمَنْ آمَنَ ۚ وَمَآ آمَنَ مَعَهُ

انهن کان سواءِ پنهنجي گهر وارن ۽ باقي مسلمانن کي ۽ ان سان گڏ مسلمان نه هئا

إِلَّا قَلِيلٌ ﴿٤٠﴾ وَقَالَ ارْكَبُوا فِيهَا بِسْمِ اللّٰهِ مَجْرٖىهَا وَمُرْسٰىهَا ۚ

مگر ٿورا. ف٨٨ ۽ چيائين ان ۾ سوار ٿيو ف٨٩ الله جي نالي سان آهي ان جو هلڻ ۽ ان جو بيهڻ ف٩٠

إِنَّ رَبِّي لَغَفُورٌ رَّحِيمٌ ﴿٤١﴾ وَهِيَ تَجْرِي بِهِمْ فِي مَوْجٍ كَالْجِبَالِ

بيشڪ منهنجو رب ضرور بخشڻ وارو مهربان آهي. ۽ اهو ٻيڙو انهن کي وٺيو وڃي پهاڙ جيڏن موجن ۾ ف٩١

وَنَادٰى نُوحٌ ابْنَهُ وَكَانَ فِي مَعْزِلٍ يّٰبُنَيَّ ارْكَبْ مَّعَنَا

۽ نوح پنهنجي پٽ کي سڏيو ۽ اهو ان کان هڪ پاسي هو ف٩٢ اي منهنجا ٻچا مون سان سوار ٿي وڃ

وَلَا تَكُنْ مَّعَ الْكٰفِرِينَ ﴿٤٢﴾ قَالَ سَاٰوِيٓ إِلٰى جَبَلٍ يَّعْصِمُنِي

۽ ڪافرن سان گڏ نه ٿيءُ. ف٩٣ چوڻ لڳو اجهو مان ڪنهن پهاڙ جي پناهه ٿو وٺان، اهو مون کي پاڻيءَ کان

مِنَ الْمَآءِ ۚ قَالَ لَا عَاصِمَ الْيَوْمَ مِنْ أَمْرِ اللّٰهِ إِلَّا مَنْ رَّحِمَ ۚ

بچائي وٺندو، فرمايائين اڄ الله جي عذاب کان بچائڻ وارو ڪو ڪونهي، مگر جنهن تي اهو رحم فرمائي

وَحَالَ بَيْنَهُمَا الْمَوْجُ فَكَانَ مِنَ الْمُغْرَقِينَ ﴿٤٣﴾ وَقِيلَ يٰٓأَرْضُ

۽ انهن جي وچ ۾ موج سنڌ وڪري ويئي، پوءِ اهو ٻڏلن ۾ رهجي ويو. ف٩٤ ۽ حڪم فرمايو ويو ته اي زمين

ابْلَعِي مَآءَكِ وَيٰسَمَآءُ أَقْلِعِي وَغِيضَ الْمَآءُ وَقُضِيَ الْأَمْرُ

پنهنجو پاڻي جذب ڪري ڇڏ ۽ اي آسمان بارش کان رُڪجي وڃ ۽ پاڻي سُڪي ويو ۽ ڪم پورو ٿي ويو

وَاسْتَوَتْ عَلَى الْجُودِيِّ وَقِيلَ بُعْدًا لِّلْقَوْمِ الظّٰلِمِينَ ﴿٤٤﴾ وَ

۽ ٻيڙو جودي جبل وٽ وڃي بيٺو ف٩٥ ف٩٦ فرمايو ويو ته ظالم ماڻهو پري هجن. ۽

نَادٰى نُوحٌ رَّبَّهُ فَقَالَ رَبِّ إِنَّ ابْنِي مِنْ أَهْلِي وَإِنَّ وَعْدَكَ

نوح پنهنجي رب کي پڪاريو عرض ڪيائين منهنجا رب! منهنجو پٽ به ته منهنجي گهروارن مان آهي ف٩٧ ۽ بيشڪ تنهنجو وعدو

ف٨٤ يعني آخرت جو عذاب.

ف٨٥ عذاب ۽ هلاڪت جو.

ف٨٦ ۽ پاڻي ان مان جوش هنيو. تنور مان يا ساري زمين مُراد آهي يا اهوئي تنور جنهن ۾ ماني پچائي ويندي آهي. ان ۾ ٻه چند قول آهن: هڪ قول هي آهي ته اهو تنور پٿر جو هو حضرت حوا جو ۽ جيڪو ڪيس ورثي ۾ مليو هو ۽ اهو يا شام ۾ هو يا هند ستان ۾ ۽ تنور جو جوش ۾ اچڻ عذاب جي نشاني هئي.

ف٨٧ يعني انهن جي هلاڪت جو حڪم ٿي چُڪو آهي ۽ انهن مان مراد سندن گهر واري واعله، جنهن ايمان نه آندو هو ۽ سندن پٽ ڪنعان آهي. اهڙيءَ طرح حضرت نوح عليه السلام انهن سيني کي سوار ڪيو. جانور وٽن ايندا هئا ۽ سندن ساڄو هٿ نر تي ۽ کاٻو ماديءَ تي پوندو ۽ هو ۽ پاڻ سوار ڪندا ويندا هئا.

ف٨٨ مقاتل چيو ته ڪُل مرد ۽ عورتون ٻاهتر هئا. ان ۾ ٻيا قول به آهن. صحيح تعداد الله تعالىٰ ڄاڻي ٿو. انهن جو تعداد ڪنهن صحيح حديث ۾ وارد نه آهي.

ف٨٩ هي چوندي ته.

ف٩٠ هن ۾ تعليم آهي ته ٻانهي کي گهرجي ته جڏهن ڪو ڪم ڪرڻ گهُري ته بِسۡمِ اللّٰهِ پڙهي پوءِ ان کي شرُوع ڪري ته جيئن اُن ڪم ۾ برڪت ٿئي ۽ اهو ڇوٽڪاري جو سبب ٿئي. ضحاڪ چيو ته جڏهن حضرت نوح عليه السلام گهُرندو هو ته ٻيڙي هلي ته بِسۡمِ اللّٰهِ فرمائيندو هو ته ٻيڙي هلندي هئي ۽ جڏهن چاهيندو هو ته بيهي رهي ته بِسۡمِ اللّٰهِ فرمائيندو هو ته بيهي رهندي هئي.

ف٩١ چاليهه ڏينهن ۽ راتيون آسمان مان مينهن وسندو رهيو ۽ زمين مان پاڻي نڪرندو رهيو ايستائين جو سمورا جبل ٻُڏي ويا.

ف٩٢ يعني حضرت نوح عليه السلام کان جدا هو ساڻن سوار نه ٿيو هو.

ف٩٣ جو هلاڪ ٿي ويندين. اهو ڇوڪرو منافق هو. پنهنجي پيءُ وٽ پنهنجو پاڻ کي مسلمان ظاهر ڪندو هو ۽ باطن ۾ ڪافرن سان متفق هو (حسيني).

ف٩٤ جڏهن طوفان پنهنجي انتها تي پهتو ۽ ڪافر ٻُڏي ويا ته پوءِ الله جو حُڪم آيو.

ف٩٥ ڇهه مهينا پوري زمين جو طواف ڪري.

ف٩٦ جيڪو موصل يا شام جي حدن ۾ واقع آهي. حضرت نوح عليه السلام ٻيڙيءَ ۾ ڏهين رجب شريف جو ويٺو ۽ ڏهين محرم جو ٻيڙي جودي جبل تي بيٺي. پوءِ پاڻ ان شڪر جو روزو رکيائين ۽ پنهنجن سمورن ساٿين کي به روزي جو حڪم فرمايائين. ف٩٧ ۽ تو مون سان منهنجي ۽ منهنجي گهروارن جي ڇوٽڪاري جو وعدو فرمايو آهي.

الْحَقُّ وَاَنْتَ اَحْكَمُ الْحٰكِمِيْنَ ﴿٤٥﴾ قَالَ يٰنُوْحُ اِنَّهٗ لَيْسَ مِنْ اَهْلِكَ ج

سچو آهي ۽ تون سڀني کان وڌ وحڪم وارو آهين. ٩٨ فرمايائين اي نوح اهو تنهنجي گهر وارن مان نه آهي ٩٩

اِنَّهٗ عَمَلٌ غَيْرُ صَالِحٍ ﻗﻠﮯ فَلَا تَسْـَٔلْنِ مَا لَيْسَ لَكَ بِهٖ عِلْمٌ ؕ اِنِّيْٓ

بيشڪ انهيءَ جا ڪم ڏاڍا نالائق آهن، پوءِ مون کان اهو سوال نه ڪر جنهن جو توکي علم نه آهي ١٠٠

اَعِظُكَ اَنْ تَكُوْنَ مِنَ الْجٰهِلِيْنَ ﴿٤٦﴾ قَالَ رَبِّ اِنِّيْٓ اَعُوْذُ بِكَ اَنْ

بيشڪ مان توکي نصيحت ٿو ڪريان ته تون نادان نه ٿيءُ. عرض ڪيائين منهنجا رب مان تنهنجي پناهه ٿو گهران

اَسْـَٔلَكَ مَا لَيْسَ لِيْ بِهٖ عِلْمٌ ؕ وَاِلَّا تَغْفِرْ لِيْ وَتَرْحَمْنِيْٓ اَكُنْ مِّنَ

جو توکان اها شيءِ گهران جنهنجو مون کي علم نه آهي ۽ جيڪڏهن تو مون کي معاف نه ڪيو ۽ مون تي رحم نه ڪيئي ته مان نقصان

الْخٰسِرِيْنَ ﴿٤٧﴾ قِيْلَ يٰنُوْحُ اهْبِطْ بِسَلٰمٍ مِّنَّا وَبَرَكٰتٍ عَلَيْكَ وَعَلٰٓى

رهجي ويندس. فرمايو ويو اي نوح ٻيڙيءَ مان لهه، اسان جي طرف کان سلام ۽ برڪتن وارو ١٠١ تو تي ۽ تو سان گڏ ڪجهه

اُمَمٍ مِّمَّنْ مَّعَكَ ؕ وَاُمَمٌ سَنُمَتِّعُهُمْ ثُمَّ يَمَسُّهُمْ مِّنَّا عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿٤٨﴾

جماعتن تي ١٠٢، ڪي گروهه آهن جن کي اسان دنيا ۾ نفعو ڏينداسين ١٠٣ پوءِ انهن کي اسان جي طرفان دردناڪ عذاب پهچندو ١٠٤.

تِلْكَ مِنْ اَنْۢبَآءِ الْغَيْبِ نُوْحِيْهَآ اِلَيْكَ ۚ مَا كُنْتَ تَعْلَمُهَآ اَنْتَ وَلَا قَوْمُكَ

اهي غيب جون خبرون اسان تنهنجي طرف وحي ڪريون ٿا ١٠٥ انهن کي نه تون ڄاڻندو هئين نه تنهنجي قوم ان کان اڳ ١٠٦

مِنْ قَبْلِ هٰذَا ۛؕ فَاصْبِرْ ؕ اِنَّ الْعَاقِبَةَ لِلْمُتَّقِيْنَ ﴿٤٩﴾ وَاِلٰى عَادٍ اَخَاهُمْ

پوءِ تون صبر ڪر ١٠٧ بيشڪ چڱي پڇاڙي پرهيزگارن جي آهي. ١٠٨ ۽ عاد جي طرف انجي هم قوم،

هُوْدًا ؕ قَالَ يٰقَوْمِ اعْبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمْ مِّنْ اِلٰهٍ غَيْرُهٗ ؕ اِنْ اَنْتُمْ اِلَّا

هود کي ١٠٩ چيائين اي منهنجي قوم الله جي عبادت ڪريو ١١٠ ان کان سواءِ توهان جو ڪو معبود نه آهي توهان فقط ڪوڙ

مُفْتَرُوْنَ ﴿٥٠﴾ يٰقَوْمِ لَآ اَسْـَٔلُكُمْ عَلَيْهِ اَجْرًا ؕ اِنْ اَجْرِيَ اِلَّا عَلَى

گهڙيو ٿا ١١١ اي منهنجي قوم! مان ان تي توهان کان ڪا به مزدوري نه ٿو گهران، منهنجو اجر ته انهيءَ جي ذمي آهي

الَّذِيْ فَطَرَنِيْ ؕ اَفَلَا تَعْقِلُوْنَ ﴿٥١﴾ وَيٰقَوْمِ اسْتَغْفِرُوْا رَبَّكُمْ ثُمَّ

جنهن مون کي پيدا ڪيو ١١٢ پوءِ ڇا توهان کي عقل نه آهي ١١٣ اي منهنجي قوم پنهنجي رب کان معافي گهرو ١١٤ پوءِ انجي طرف

تُوْبُوْٓا اِلَيْهِ يُرْسِلِ السَّمَآءَ عَلَيْكُمْ مِّدْرَارًا وَّيَزِدْكُمْ قُوَّةً اِلٰى

رجوع ڪريو، توهان تي زوردار پاڻي موڪليندو ۽ توهان ۾ جيتري طاقت آهي انهيءَ کان وڌيڪ ڏيندو ١١٥



(ع ١٢/٤ — معانقة — الوقف على فاصبر احسن والنبي ١٢)

ف٩٨ پوءِ ان ۾ ڪهڙي حڪمت آهي. شيخ ابومنصور ماتريدي رحمة الله عليه فرمايو ته حضرت نوح عليه السلام جو پٽ ڪنعان منافق هو ۽ سندس سامهون پاڻ کي مؤمن ظاهر ڪندو هو. جيڪڏهن اهو پنهنجو ڪفر ظاهر ڪري ها ته پاڻ الله تعالىٰ کان انجي ڇوٽڪاري جي دعا نه گهري ها. (مدارڪ).

ف٩٩ هن مان ثابت ٿيو ته نسبي قرابت کان ديني قرابت وڌيڪ مضبوط آهي. ف١٠٠ جو اها گهرڻ جي قابل آهي يا نه آهي. ف١٠١ انهن برڪتن مان سندس اولاد ۽ سندس تابعدارن جي گهڻائي مراد آهي، جو گهڻائي سان نبي سڳورا دين جا امام سندس نسل پاڪ مان ٿيا، انهن جي نسبت فرمايائين ته اهي برڪتون. ف١٠٢ محمّد بن ڪعب قرظيءَ چيو ته انهن ٽولن ۾ قيامت تائين ٿيڻ وارو هر هڪ مؤمن داخل آهي. ف١٠٣ ان مان حضرت نوح عليه السلام کان پوءِ پيدا ٿيڻ وارا ڪافر ٽولو مراد آهن، جن کي الله تعالىٰ انهن جي مقرر وقتن تائين عيش جي فراخي ۽ رزق جي ڪشادگي عطا فرمائيندو. ف١٠٤ آخرت ۾. ف١٠٥ اهو خطاب محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن کي فرمايائين. ف١٠٦ خبر ڏيڻ کان. ف١٠٧ پنهنجي قوم جي ايذائن تي، جيئن حضرت نوح عليه السّلام پنهنجي قوم جي ايذائن تي صبر ڪيو. ف١٠٨ جو دنيا ۾ ڪامياب ۽ مدد وارا ۽ آخرت ۾ ثواب ۽ اجر وارا. ف١٠٩ نبي بڻائي موڪليو حضرت هود عليه السلام کي اخ (ڀاءُ) نسب جي اعتبار سان فرمايو ويو. انهيءَ ڪري حضرت مترجم قدس سره ان لفظ جو ترجمو هم قوم ڪيو. اَعْلَى اللّٰهُ مَقَامَهٗ. ف١١٠ انجي توحيد جا معتقد رهو. ان سان گڏ ڪنهن کي شريڪ نه ڪريو. ف١١١ جو بُتن کي خدا جو شريڪ ٻڌايو ٿا. ف١١٢ جيترا رسول تشريف فرما ٿيا، سڀني پنهنجن قومن کي اهوئي فرمايو ۽ خالص نصيحت اهائي آهي، جيڪا ڪنهن لالچ کان نه هجي. ف١١٣ ايترو سمجهي سگهو ته جيڪو صرف بي غرض نصيحت ڪري ٿو، اهو يقينًا خيرخواه ۽ سچو آهي. باطل ڪار جيڪو ڪنهن کي گمراهه ڪري ٿو، ضرور ڪنهن نه ڪنهن غرض ۽ ڪنهن نه ڪنهن مقصد کان ڪري ٿو. ان سان حق ۽ باطل ۾ آسانيءَ سان تميز ڪري سگهجي ٿي. ف١١٤ ايمان آڻيو. جڏهن عاد جي قوم حضرت هود عليه السلام جي دعوت قبول نه ڪئي تڏهن الله تعالىٰ انهن

جي ڪفر جي سبب ٽن سالن تائين برسات (نه وسائي) موقوف ڪري ڇڏي ۽ سخت ڏڪر ظاهر ٿيو ۽ انهن جي عورتن کي سنڍ ڪري ڇڏيو. جڏهن اهي ماڻهو گهڻو پريشان ٿيا ته حضرت هود عليه السلام وعدو فرمايو ته جيڪڏهن اهي الله تي ايمان آڻين ۽ انجي رسول جي تصديق ڪن ۽ انجي حضور ۾ توبهه ۽ استغفار ڪن ته پوءِ الله تعالىٰ برسات موڪليندو ۽ انهن جي زمين کي سرسبز ۽ شاداب ۽ تازو ڪري زندگي عطا فرمائيندو ۽ پڻ قوت ۽ اولاد ڏيندو. حضرت امام حسن رضى الله تعالىٰ عنه هڪ ڀيري امير معاويه وٽ تشريف وٺي ويو، امير معاويه جي ملازم ڪيس چيو ته مان مالدار آهيان، مگر مون کي اولاد ڪانهي، مون کي ڪا اهڙي شيءِ ٻڌايو جنهن سان مون کي الله تعالىٰ اولاد ڏئي. پاڻ فرمايائين استغفار پڙهندو ڪر. ان استغفار جي ايستائين ڪثرت ڪئي، جو روزانو ست سؤ ڀيرا استغفار پڙهڻ لڳو. ان جي برڪت سان ان شخص جا ڏهه پٽ ٿيا. اها خبر حضرت امير معاويه کي پيئي ته ان شخص کي فرمايائين ته تون حضرت امام کان هي معلوم ڇو نه ڪيو ته اهو عمل حضور اقدس ڪٿان فرمايو. ٻيءَ ڀيري جڏهن ان شخص کي امام سان نياز حاصل ٿيو ته ان اهو معلوم ڪيو. حضرت امام حسن فرمايو ته تو حضرت هود جو قول نه ٻڌو، جيڪو ان فرمايو يَزِدْكُمْ قُوَّةً اِلٰى قُوَّتِكُمْ ۽ حضرت نوح عليه السلام جي هي ارشاد يُمْدِدْكُمْ بِاَمْوَالٍ وَّبَنِيْنَ. فائدو:- رزق جي ڪشادگي ۽ اولاد جي حاصل ڪرڻ جي لاءِ استغفار جو ڪثرت سان پڙهڻ قرآني عمل آهي. ف١١٥ مال ۽ اولاد سان گڏ.

قُوَّتِكُمْ وَلَا تَتَوَلَّوْا مُجْرِمِينَ ﴿٥٢﴾ قَالُوا يٰهُودُ مَا جِئْتَنَا بِبَيِّنَةٍ وَّمَا

۽ جرم ڪندي منهن نه موڙيو. ف١١٦ چوڻ لڳا اي هود! تون ڪو به دليل ڪٿي اسان وٽ نه آيو آهين ف١١٧

نَحْنُ بِتَارِكِيْٓ اٰلِهَتِنَا عَنْ قَوْلِكَ وَمَا نَحْنُ لَكَ بِمُؤْمِنِينَ ﴿٥٣﴾

۽ اسان فقط تنهنجي چوڻ تي پنهنجن خدائن کي ڇڏڻ وارا نه آهيون، نه ئي توهان جي ڳالهه جو يقين ڪريون.

اِنْ نَّقُوْلُ اِلَّا اعْتَرٰىكَ بَعْضُ اٰلِهَتِنَا بِسُوْٓءٍ ؕ قَالَ اِنِّيْٓ اُشْهِدُ اللّٰهَ

اسان نه ايئن چوندا اسين ته اسان جي ڪنهن خدا جي توکي بري نظر لڳي آهي ف١١٨ چيائين مان الله کي شاهد ٿو ڪريان

وَاشْهَدُوْٓا اَنِّيْ بَرِيْٓءٌ مِّمَّا تُشْرِكُوْنَ ﴿٥٤﴾ مِنْ دُوْنِهٖ فَكِيْدُوْنِيْ جَمِيْعًا

۽ توهان سمورا شاهد رهو ته مان بيزار آهيان انهن سمورن کان جن کي الله کان سواءِ توهان شريڪ ٺاهيندا آهيو. توهان سمورا گڏجي

ثُمَّ لَا تُنْظِرُوْنِ ﴿٥٥﴾ اِنِّيْ تَوَكَّلْتُ عَلَى اللّٰهِ رَبِّيْ وَرَبِّكُمْ ؕ مَا مِنْ

منهنجي خلاف سازش سٽيو ف١١٩ پوءِ مهلت نه ڏيو ف١٢٠ مون الله تي ئي ڀروسو ڪيو جيڪو منهنجو ۽ توهان جو رب آهي

دَآبَّةٍ اِلَّا هُوَ اٰخِذٌۢ بِنَاصِيَتِهَا ؕ اِنَّ رَبِّيْ عَلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ﴿٥٦﴾

ڪا به چرندڙ شيءِ نه آهي ف١٢١ جنهن جي پيشاني ان جي قبضي قدرت ۾ نه هجي ف١٢٢ بيشڪ منهنجو رب سڌي رستي تي ملندو آهي.

فَاِنْ تَوَلَّوْا فَقَدْ اَبْلَغْتُكُمْ مَّآ اُرْسِلْتُ بِهٖٓ اِلَيْكُمْ ؕ وَيَسْتَخْلِفُ رَبِّيْ

پوءِ جيڪڏهن توهان منهن ڦيريو ته پوءِ مان توهان کي پهچائي چڪو آهيان جيڪو مون کي ڏيئي موڪليو ويو ف١٢٣ ۽ منهنجو رب توهانجي

قَوْمًا غَيْرَكُمْ ۚ وَلَا تَضُرُّوْنَهٗ شَيْئًا ؕ اِنَّ رَبِّيْ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ

جاءِ تي ٻين کي آڻيندو ف١٢٤ ۽ توهان ان جو ڪجهه به بگاڙي نه سگهو ف١٢٥ بيشڪ منهنجو رب هر شيءِ تي نگهبان

حَفِيْظٌ ﴿٥٧﴾ وَلَمَّا جَآءَ اَمْرُنَا نَجَّيْنَا هُوْدًا وَّالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مَعَهٗ بِرَحْمَةٍ

آهي ف١٢٦ ۽ جڏهن اسانجو حڪم آيو، اسان هود ۽ ان سان گڏ مسلمانن کي ف١٢٧ پنهنجي مهرباني سان

مِّنَّا ۚ وَنَجَّيْنٰهُمْ مِّنْ عَذَابٍ غَلِيْظٍ ﴿٥٨﴾ وَتِلْكَ عَادٌ ۟ جَحَدُوْا

بچائي ورتو ف١٢٨ ۽ انهن کي ف١٢٩ سخت عذاب کان نجات ڏني. ۽ هي عاد وارا آهن ف١٣٠ جن پنهنجي

بِاٰيٰتِ رَبِّهِمْ وَعَصَوْا رُسُلَهٗ وَاتَّبَعُوْٓا اَمْرَ كُلِّ جَبَّارٍ عَنِيْدٍ ﴿٥٩﴾

رب جي آيتن جو انڪار ڪيو ۽ سندس رسولن جي نافرماني ڪئي ۽ پٺيان لڳا هر هٺ ڌرم سرڪش جي حڪم جي.

وَاُتْبِعُوْا فِيْ هٰذِهِ الدُّنْيَا لَعْنَةً وَّيَوْمَ الْقِيٰمَةِ ؕ اَلَآ اِنَّ عَادًا

۽ انهن جي پٺيان پيئي هن دُنيا ۾ لعنت ۽ قيامت جي ڏينهن پڻ. ٻڌو بيشڪ عاد وارن پنهنجي

ف١١٦ منهنجي دعوت کان.

ف١١٧ جيڪو توهان جي دعوىٰ جي صحت تي دلالت ڪندو هجي ۽ اها ڳالهه انهن بلڪل غلط ۽ ڪوڙي چئي هئي، حضرت هود عليه السلام انهن کي جيڪي معجزا ڏيکاريا هئا، تن سڀني کان ڦري ويا.

ف١١٨ يعني توهان بُتن کي برو چيو ٿا ان ڪري انهن توهان کي ديوانو ڪري ڇڏيو. مراد هيءَ آهي ته هاڻي جيڪي ڪجهه چئو ٿا اهي ديوانگيءَ جون ڳالهيون آهن (معاذ الله).

ف١١٩ يعني توهان ۽ اهي، جن کي توهان معبود سمجهو ٿا سڀئي ملي ڪري مون کي نقصان پهچائڻ جي ڪوشش ڪريو.

ف١٢٠ مون کي توهان جي معبودن ۽ توهان جي مڪارن جي ڪا به پرواهه نه آهي ۽ مون کي توهان جي شوڪت ۽ قوت کان ڪو انديشو نه آهي جن کي توهان معبود چئو ٿا اهي جماد بي جان آهن، نه ڪنهن کي نفعو پهچائي سگهن ٿا نه نقصان. انهن جي ڪهڙي حقيقت جو اهي مون کي ديوانو ڪري سگهن. اهو حضرت هود عليه السلام جو معجزو آهي، جو پاڻ هڪ زبردست سرڪش، قوت ۽ شوڪت واري قوم کي، جيڪا سندس خون جي پياسي ۽ جان جي دُشمن هئي، اهڙي قسم جا ڪلما فرمايا ۽ اصلاً خوف نه ڪيو ۽ اها قوم انتهائي عداوت ۽ دُشمنيءَ جي باوجود ڪنهن به نقصان پهچائڻ کان عاجز رهي.

ف١٢١ هن ۾ بني آدم ۽ حيوان سڀ اچي ويا.

ف١٢٢ يعني اهو سڀني جو مالڪ آهي ۽ سڀني تي غالب، قادر متصرف آهي.

ف١٢٣ ۽ حجت ثابت ٿي چڪي.

ف١٢٤ يعني جيڪڏهن توهان ايمان کان منهن ڦيريو ۽ جيڪي احڪام توهان جي طرف آندا آهن، تن کي قبول نه ڪيو ته پوءِ الله تعالىٰ توهان کي هلاڪ ڪندو ۽ توهان جي جاءِ تي هڪ ٻي قوم کي توهان جي شهرن ۽ مالن جو والي بڻائيندو، جيڪي ان جي توحيد جا معتقد هجن ۽ ان جي عبادت ڪن.

ف١٢٥ ڇو ته اهو ان کان پاڪ آهي، جو ان کي ڪو نقصان پهچي سگهي انهي ڪري توهان جي منهن موڙڻ جو جيڪو نقصان آهي، سو توهان کي پهچندو.

ف١٢٦ ۽ ڪنهن جو قول ۽ فعل ان کان لڪل نه آهي. جڏهن هود جي قوم نصيحت قبول ڪانه ڪئي ته پوءِ تقدير برحق جي بارگاهه کان انهن جي عذاب جو حڪم نافذ ٿيو. ف١٢٧ جن جو تعداد چار هزار هو. ف١٢٨ ۽ عاد جي قوم کي هوا جي عذاب سان هلاڪ ڪري ڇڏيائين. ف١٢٩ يعني جيئن مسلمانن کي دنيا جي عذاب کان بچايائين، ايئن ئي آخرت جي. ف١٣٠ هي خطاب آهي محبوب سيد الانبياء صلى الله عليه وسلم جن جي امت کي ۽ تِلْكَ اشارو آهي قوم عاد جي قبرن ۽ نشانن جي طرف. مقصد هيءَ آهي ته زمين تي هلو، انهن کي ڏسو ۽ عبرت حاصل ڪريو.

كَفَرُوا رَبَّهُمْ ۗ أَلَا بُعْدًا لِّعَادٍ قَوْمِ هُودٍ ﴿٦٠﴾ وَإِلَىٰ ثَمُودَ أَخَاهُمْ صَالِحًا ۚ

رب جو انڪار ڪيو، خبردار هود جي قوم عاد وارا پري هجن. ۽ ثمود جي طرف انهن جي هم قوم

قَالَ يَا قَوْمِ اعْبُدُوا اللَّهَ مَا لَكُم مِّنْ إِلَٰهٍ غَيْرُهُ ۖ هُوَ أَنشَأَكُم مِّنَ

صالح کي وا١٣١ چيائين اي منهنجي قوم! الله جي عبادت ڪريو و١٣٢ ان کان سواءِ توهان جو ڪو معبود نه آهي و١٣٣ انهيءَ

الْأَرْضِ وَاسْتَعْمَرَكُمْ فِيهَا فَاسْتَغْفِرُوهُ ثُمَّ تُوبُوا إِلَيْهِ ۚ إِنَّ رَبِّي

توهان کي زمين مان پيدا ڪيو و١٣٤ ۽ انهيءَ ۾ توهان کي آباد ڪيائين و١٣٥ ان کان معافي گهرو پوءِ ان جي طرف رجوع ڪريو

قَرِيبٌ مُّجِيبٌ ﴿٦١﴾ قَالُوا يَا صَالِحُ قَدْ كُنتَ فِينَا مَرْجُوًّا قَبْلَ هَٰذَا ۖ

بيشڪ منهنجو رب قريب آهي دعا ٻڌندڙ. چوڻ لڳا اي صالح! هن کان اڳ ته تون اسان ۾ لائق ۽ پيارو معلوم ٿيندو هئين

أَتَنْهَانَا أَن نَّعْبُدَ مَا يَعْبُدُ آبَاؤُنَا وَإِنَّنَا لَفِي شَكٍّ مِّمَّا تَدْعُونَا

و١٣٦ ڇا! تون اسان کي هن کان منع ڪرين ٿو جو اسان پنهنجن ابن ڏاڏن جي معبودن جي پوڄا ڪريون ۽ بيشڪ جنهن ڳالهه ڏانهن تون اسان کي

إِلَيْهِ مُرِيبٍ ﴿٦٢﴾ قَالَ يَا قَوْمِ أَرَأَيْتُمْ إِن كُنتُ عَلَىٰ بَيِّنَةٍ مِّن رَّبِّي

سڏين ٿو اسان ان بابت وڏي ۾ وجهندڙ شڪ ۾ آهيون. چيائين اي منهنجي قوم ٻڌايو ته جيڪڏهن مان پنهنجي رب جي طرفان دليل تي هجان ۽

وَآتَانِي مِنْهُ رَحْمَةً فَمَن يَنصُرُنِي مِنَ اللَّهِ إِنْ عَصَيْتُهُ ۖ فَمَا

انهيءَ مون کي پنهنجي خاص رحمت بخشي هجي و١٣٧ ته مون کي الله کان ڪير بچائيندو جيڪڏهن ان جي نافرماني ڪريان و١٣٨

تَزِيدُونَنِي غَيْرَ تَخْسِيرٍ ﴿٦٣﴾ وَيَا قَوْمِ هَٰذِهِ نَاقَةُ اللَّهِ لَكُمْ آيَةً

پوءِ توهان نقصان کان سواءِ منهنجو ڪجهه نه وڌائيندؤ و١٣٩ اي منهنجي قوم هيءَ الله جي ڏاچي آهي توهان جي واسطي نشاني

فَذَرُوهَا تَأْكُلْ فِي أَرْضِ اللَّهِ وَلَا تَمَسُّوهَا بِسُوءٍ فَيَأْخُذَكُمْ

پوءِ ان کي ڇڏي ڏيو ته الله جي زمين ۾ کائي پيئي ۽ ان کي تڪليف پهچائڻ جي لاءِ هٿ نه لائجو نه ته اوهان کي جلدي

عَذَابٌ قَرِيبٌ ﴿٦٤﴾ فَعَقَرُوهَا فَقَالَ تَمَتَّعُوا فِي دَارِكُمْ ثَلَاثَةَ

وارو عذاب پهچندو. و١٤٠ پوءِ انهن و١٤١ انهيءَ جون ڪونچون ڪپيون تنهن تي صالح انهن کي چيو ته ٽي ڏينهن پنهنجي گهرن

أَيَّامٍ ۖ ذَٰلِكَ وَعْدٌ غَيْرُ مَكْذُوبٍ ﴿٦٥﴾ فَلَمَّا جَاءَ أَمْرُنَا نَجَّيْنَا صَالِحًا

۾ نفعو وٺي بيهو و١٤٢ هيءُ اهڙو واعدو آهي جيڪو ڪڙو نه ٿيندو و١٤٣ پوءِ جڏهن اسان جو حڪم آيو ته اسان صالح ۽

وَالَّذِينَ آمَنُوا مَعَهُ بِرَحْمَةٍ مِّنَّا وَمِنْ خِزْيِ يَوْمِئِذٍ ۗ إِنَّ

ان سان گڏ مسلمانن کي پنهنجي مهرباني سان و١٤٤ بچايو ۽ ان ڏينهن جي خواري کان پڻ بيشڪ توهان جو



و١٣١ موڪليو ته پوءِ حضرت صالح عليه السلام انهن کي

و١٣٢ ۽ ان جي وحدانيت مڃيو.

و١٣٣ صرف اهوئي عبادت جي لائق آهي، ڇو ته.

و١٣٤ توهان جي ڏاڏي حضرت آدم عليه السلام کي ان مان پيدا ڪري ۽ توهان جي نسل کي اصلي نطفن جي مادن کي ان مان بنائي ڪري.

و١٣٥ ۽ زمين کي توهان سان آباد ڪيائين. ضحاڪ اِسْتَعْمَرَكُمْ جي معنيٰ هيءَ بيان ڪئي آهي ته توهان کي وڏيون عمريون ڏنائين ايستائين جو انهن جون عمريون ٽن سؤ سالن کان وٺي هزار سالن تائين پهتيون.

و١٣٦ ۽ اسان اميد ڪندا هئاسون ته توهان اسان جا سردار ٿيندؤ ڇو ته توهان ڪمزورن جي مدد ڪندا هيؤ، فقيرن تي سخاوت فرمائيندا هيؤ، جڏهن پاڻ توحيد جي دعوت ڏنائين ۽ بتن جون برايون بيان ڪيائين ته پوءِ قوم جون اميدون کانئس منقطع ٿي ويون ۽ چوڻ لڳا.

و١٣٧ حڪمت ۽ نبوت عطا ڪئي.

و١٣٨ رسالت جي تبليغ ۽ بُت پرستي کان روڪڻ ۾.

و١٣٩ يعني مون کي توهان جي ٽوٽي جو اڃا وڌيڪ تجربو ٿيندو.

و١٤٠ ثمود جي قوم حضرت صالح عليه السلام کان معجزو طلب ڪيو هو (جنهن جو بيان سورة اعراف ۾ ٿي چڪو آهي.) پاڻ الله تعالىٰ کان دعا گهريائين ته پٿر مان الله تعالىٰ جي حڪم سان اٺڻي پيدا ٿي. اها اٺڻي انهن جي لاءِ آيت ۽ معجزو هئي. هن آيت ۾ ان اٺڻي جي متعلق احڪام ارشاد فرمايا ويا ته ان کي زمين ۾ چرڻ ڏيو ۽ ڪا تڪليف نه پهچايو، ورنه دنيا ۾ ئي عذاب ۾ گرفتار ٿيندؤ ۽ مهلت نه لهندؤ.

و١٤١ الله تعالىٰ جي حڪم جي مخالفت ڪئي ۽ اربع جي ڏينهن.

و١٤٢ يعني جمعي تائين، جيڪو به دنيا جو عيش ڪرڻو آهي سو ڪري وٺو ۽ ڇنڇر جي ڏينهن توهان تي عذاب ايندو، پهرين ڏينهن توهان جا منهن ڦڪا ٿي ويندا ۽ ٻئي ڏينهن ڳاڙها ۽ ٽئين ڏينهن يعني جمعي ڏينهن ڪارا ۽ ڇنڇر جي ڏينهن عذاب ايندو.

و١٤٣ اهڙيءَ طرح ايئن ئي ٿيو. و١٤٤ انهن مصيبتن کان.

رَبَّكَ هُوَ الْقَوِيُّ الْعَزِيْزُ ﴿٦٦﴾ وَاَخَذَ الَّذِيْنَ ظَلَمُوا الصَّيْحَةُ

رب طاقت وار و عزت وارو آهي. ۽ ظالمن کي ڪڙڪ اچي ورايو وف١٤٥ صبح پنهنجي گهرن ۾

فَاَصْبَحُوْا فِيْ دِيَارِهِمْ جٰثِمِيْنَ ﴿٦٧﴾ كَاَنْ لَّمْ يَغْنَوْا فِيْهَا ۗ اَلَآ اِنَّ ثَمُوْدَاْ

گوڏن ڀر (اونڌي منهن) پيل رهجي ويا. ڄڻ ڪڏهن اتي آباد ئي ڪو نه ٿيا هئا. ٻُڌو بيشڪ ثمود وارا

كَفَرُوْا رَبَّهُمْ ؕ اَلَا بُعْدًا لِّثَمُوْدَ ﴿٦٨﴾ وَلَقَدْ جَآءَتْ رُسُلُنَآ اِبْرٰهِيْمَ

پنهنجي رب جا منڪر ٿيا ٻُڌو ثمود تي لعنت هجي. ۽ بيشڪ اسان جا ملائڪ ابراهيم وٽ وف١٤٦

بِالْبُشْرٰى قَالُوْا سَلٰمًا ؕ قَالَ سَلٰمٌ فَمَا لَبِثَ اَنْ جَآءَ بِعِجْلٍ حَنِيْذٍ ﴿٦٩﴾

خوشخبري کڻي آيا چيائون سلام، جواب ۾ وف١٤٧ چيائين سلام، پوءِ ٿوري ئي دير ۾ هڪ ڳُڀل گابو کڻي

فَلَمَّا رَآ اَيْدِيَهُمْ لَا تَصِلُ اِلَيْهِ نَكِرَهُمْ وَ اَوْجَسَ مِنْهُمْ

آيو وف١٤٨ سو جڏهن ڏٺائين ته انهن جا هٿ ڪاڏي جي طرف نه ٿا وڌن ته انهن کي اوپرو سمجهي دل ئي دل ۾ انهن

خِيْفَةً ؕ قَالُوْا لَا تَخَفْ اِنَّآ اُرْسِلْنَآ اِلٰى قَوْمِ لُوْطٍ ﴿٧٠﴾ وَامْرَاَتُهٗ

کان خوف ڪرڻ لڳو چيائون ڊڄ نه اسان کي لوط جي قوم ڏانهن وف١٤٩ موڪليو ويو آهي. ۽ ان جي زال بيٺي

قَآئِمَةٌ فَضَحِكَتْ فَبَشَّرْنٰهَا بِاِسْحٰقَ ۙ وَمِنْ وَّرَآءِ اِسْحٰقَ يَعْقُوْبَ ﴿٧١﴾

هئي وف١٥٠ سا کلڻ لڳي پوءِ اسان ان کي وف١٥١ اسحاق جي خوشخبري ڏني ۽ اسحاق جي پٺيان وف١٥٢ يعقوب جي وف١٥٣

قَالَتْ يٰوَيْلَتٰٓى ءَاَلِدُ وَاَنَا عَجُوْزٌ وَّهٰذَا بَعْلِيْ شَيْخًا ؕ اِنَّ هٰذَا

چوڻ لڳي هاءِ ويل مون کي ٻار ڄمندو جڏهن ته مان پوڙهي آهيان وف١٥٤ ۽ هي آهي منهنجو پوڙهو مڙس وف١٥٥ بيشڪ هي ته

لَشَيْءٌ عَجِيْبٌ ﴿٧٢﴾ قَالُوْٓا اَتَعْجَبِيْنَ مِنْ اَمْرِ اللّٰهِ رَحْمَتُ اللّٰهِ وَ

عجب جهڙي ڳالھ آهي. ملائڪن چيو ڇا الله جي ڪم تي حيرت ٿي ڪرين الله جي رحمت ۽ ان جون

بَرَكٰتُهٗ عَلَيْكُمْ اَهْلَ الْبَيْتِ ؕ اِنَّهٗ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ﴿٧٣﴾ فَلَمَّا ذَهَبَ

برڪتون توهان تي هن گهر وارؤ! وف١٥٦ بيشڪ اهو ئي آهي سمورين خوبين وار و عزت وارو. پوءِ جڏهن ابراهيم

عَنْ اِبْرٰهِيْمَ الرَّوْعُ وَجَآءَتْهُ الْبُشْرٰى يُجَادِلُنَا فِيْ قَوْمِ

جو خوف لهي ويو ۽ کيس خوشخبري ملي تڏهن اسان سان لوط جي قوم جي باري ۾ جهڳڙو ڪرڻ لڳو

لُوْطٍ ﴿٧٤﴾ اِنَّ اِبْرٰهِيْمَ لَحَلِيْمٌ اَوَّاهٌ مُّنِيْبٌ ﴿٧٥﴾ يٰٓاِبْرٰهِيْمُ اَعْرِضْ

وف١٥٧ بيشڪ ابراهيم بردبار گهڻي عاجزي ۽ گريو ڪندڙ ۽ رجوع ڪندڙ آهي. وف١٥٨ اي ابراهيم ان خيال کي ڇڏي

وف١٤٥ يعني هولناڪ آواز، جنهن جي هيبت کان انهن جون دليون ڦاٽي پيون ۽ اهي سمورا جا سمورا مري ويا.

وف١٤٦ سهڻن نوجوانن جي حسين شڪلين ۾ حضرت اسحاق ۽ حضرت يعقوب عليهما السلام جي پيدائش جي.

وف١٤٧ حضرت ابراهيم عليه السلام.

وف١٤٨ مفسرن چيو آهي ته حضرت ابراهيم عليه السلام گهڻو ئي مهمان نواز هو. مهمان کان سواءِ ڪاڌو به تناول (کائڻ) نه فرمائيندو هو ان وقت اهڙو اتفاق ٿيو جو پندرهن ڏينهن کان ڪو مهمان نه آيو هو. پاڻ ان غم ۾ هو. انهن مهمانن کي ڏسندي ئي پاڻ انهن جي لاءِ ڪاڌي آڻڻ ۾ جلدي فرمايائين، ڇو ته وٽس ڳئون گهڻيون هيون، ان ڪري گابي جو ڳُڀل گوشت آڻيان آندو ويو. فائدو:- هن مان معلوم ٿيو ته ڳئون جو گوشت حضرت ابراهيم عليه السلام جي دسترخوان تي گهڻو ايندو هو ۽ پاڻ ان کي پسند فرمائيندو هو. ڳئون جي گوشت کائڻ وارا جيڪڏهن سنتِ ابراهيمي ادا ڪرڻ جي نيت ڪن ته وڏيڪ ثواب حاصل ڪن.

وف١٤٩ عذاب ڪرڻ جي لاءِ. وف١٥٠ حضرت ساره پردي پويان.

وف١٥١ ان جي فرزند. وف١٥٢ حضرت اسحاق جي پٽ. وف١٥٣ حضرت ساره کي خوشخبري ڏيڻ جو هي سبب هو ته اولاد جي خوشي عورتن کي مردن کان وڌيڪ ٿيندي آهي ۽ ٻيو هي به سبب هو ته حضرت ساره جي ڪا به اولاد نه هئي ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام جو فرزند حضرت اسماعيل عليه السلام موجود هو. هن بشارت جي ضمن ۾ هڪ خوشخبري هيءَ به هئي ته حضرت ساره جي عمر ايتري وڏي ٿيندي، جو اها پوٽي کي به ڏسندي.

وف١٥٤ منهنجي عمر نوي سالن کان ٽپي وئي آهي. وف١٥٥ جنهن جي عمر هڪ سؤ ويهن سالن جي ٿي وئي آهي. وف١٥٦ ملائڪن جي ڪلام جي معنيٰ هيءَ آهي ته توهان جي لاءِ ڪهڙي تعجب جي جاءِ آهي، توهان ان گهر ۾ آهيو، جيڪو معجزن، خوارق عادتن ۽ الله تعاليٰ جي رحمتن ۽ برڪتن جو مورد بڻيل آهي. مسئلو:- هن آيت مان ثابت ٿيو ته گهر واريون اهل بيت ۾ داخل آهن. وف١٥٧ يعني ڪلام ۽ سوال ڪرڻ لڳو ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام جو جهيڙو هيءُ هو ته پاڻ ملائڪن کي فرمايائين ته لوط جي قوم جي ڳوٺن ۾ جيڪڏهن پنجاهه ايمان وارا هجن ته پوءِ به انهن کي هلاڪ ڪندؤ؟ ملائڪن چيو نه. فرمايائين جيڪڏهن چاليهه هجن؟ انهن چيو تڏهن به نه. پاڻ فرمايائين جيڪڏهن ٽيهه هجن. انهن چيو تڏهن به نه. پاڻ اهڙيءَ طرح فرمائيندو رهيو، ايستائين جو پاڻ فرمايائين ته جيڪڏهن مسلمان مرد موجود هجي، تڏهن به هلاڪ ڪندؤ؟ انهن چيو نه. پوءِ پاڻ فرمايائون ان ۾ لوط عليه السلام آهي. ان تي ملائڪن چيو، اسان کي معلوم آهي، جيڪي اتي آهن، اسان حضرت لوط عليه السلام ۽ سندس گهر وارن کي بچائينداسون ان جي عورت کان سواءِ. حضرت ابراهيم عليه الصلوٰة والتسليمات جو مقصد هي هو ته پاڻ عذاب ۾ دير گهرندو هو ته جيئن ان ڳوٺ وارن کي ڪفر ۽ گناهه کان باز اچڻ جي لاءِ هڪ ٻي فرصت ملي وڃي. اهڙيءَ طرح حضرت ابراهيم عليه السلام جي صفت ۾ ارشاد ٿيئي ٿو. وف١٥٨ انهن صفتن مان سندس نرم دلي ۽ سندس رافت ۽ رحمت معلوم ٿئي ٿي، جيڪا ان مباحثي جو سبب ٿي. ملائڪن چيو.

عَنْ هٰذَا ۚ اِنَّهٗ قَدْ جَآءَ اَمْرُ رَبِّكَ ۚ وَ اِنَّهُمْ اٰتِيْهِمْ عَذَابٌ

ذي ، بيشڪ تنهنجي رب جو حڪم اچي چُڪو ۽ بيشڪ انهن تي عذاب اچڻ وارو آهي

غَيْرُ مَرْدُوْدٍ ﴿٧٦﴾ وَلَمَّا جَآءَتْ رُسُلُنَا لُوْطًا سِيْٓءَ بِهِمْ وَضَاقَ بِهِمْ

جيڪو ٽرڻو نه آهي . ۽ جڏهن لوط وٽ اسان جا ملائڪ آيا ف١٥٩ ان کي انهن جو ڏک ٿيو ۽ انهن جي سبب

ذَرْعًا وَّقَالَ هٰذَا يَوْمٌ عَصِيْبٌ ﴿٧٧﴾ وَجَآءَهٗ قَوْمُهٗ يُهْرَعُوْنَ

سندس دل تنگ ٿي ۽ چيائين هي وڏي سختي جو ڏينهن آهي . ف١٦٠ ۽ ان وٽ ان جي قوم ڊڪندي آئي

اِلَيْهِ ۭ وَمِنْ قَبْلُ كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ السَّيِّاٰتِ ۭ قَالَ يٰقَوْمِ هٰٓؤُلَآءِ

۽ انهن کي اڳيئي بُرن ڪمن جي عادت پيل هئي ف١٦١ چيائين اي منهنجي قوم هي منهنجي قوم جون نياڻيون آهن

بَنَاتِيْ هُنَّ اَطْهَرُ لَكُمْ فَاتَّقُوا اللّٰهَ وَلَا تُخْزُوْنِ فِيْ ضَيْفِيْ ۭ

اهي توهان جي واسطي سٺيون آهن سو الله کان ڊڄو ف١٦٢ ۽ مون کي منهنجي مهمانن ۾ خوار نه ڪريو

اَلَيْسَ مِنْكُمْ رَجُلٌ رَّشِيْدٌ ﴿٧٨﴾ قَالُوْا لَقَدْ عَلِمْتَ مَا لَنَا فِيْ

ڇا توهان ۾ هڪڙو به چڱي چال وارو ماڻهو نه آهي چيائون تو کي خبر آهي ته تنهنجي قوم جي ڌيئرن ۾ اسان

بَنٰتِكَ مِنْ حَقٍّ ۚ وَ اِنَّكَ لَتَعْلَمُ مَا نُرِيْدُ ﴿٧٩﴾ قَالَ لَوْ اَنَّ لِيْ بِكُمْ

جو ڪو شوق نه آهي ف١٦٣ ۽ تو کي ضرور خبر آهي جيڪا اسان جي خواهش آهي چيائين ڪاش مون کي اوهان جي مقابلي

قُوَّةً اَوْ اٰوِيْٓ اِلٰى رُكْنٍ شَدِيْدٍ ﴿٨٠﴾ قَالُوْا يٰلُوْطُ اِنَّا رُسُلُ رَبِّكَ

۾ طاقت هجي ها يا ڪنهن مضبوط ٿنڀي جي پناهه وٺان ها . ف١٦٤ ملائڪن چيو لوط ! اسان تنهنجي رب جا موڪليل آهيون

لَنْ يَّصِلُوْٓا اِلَيْكَ فَاَسْرِ بِاَهْلِكَ بِقِطْعٍ مِّنَ الَّيْلِ وَلَا يَلْتَفِتْ

ف١٦٥ اهي تو تائين ڪڏهن به نه ٿا پهچي سگهن ف١٦٦ پوءِ تون پنهنجي گهر وارن کي راتو رات وٺي وڃ ۽ توهان مان ڪو به پٺتي

مِنْكُمْ اَحَدٌ اِلَّا امْرَاَتَكَ ۭ اِنَّهٗ مُصِيْبُهَا مَآ اَصَابَهُمْ ۭ اِنَّ مَوْعِدَهُمُ

نه نهاري ف١٦٧ سواءِ تنهنجي زال جي ان کي به اهوئي پهچڻو آهي جيڪو انهن کي پهچندو ف١٦٨ بيشڪ انهن سان (عذاب جي)

الصُّبْحُ ۭ اَلَيْسَ الصُّبْحُ بِقَرِيْبٍ ﴿٨١﴾ فَلَمَّا جَآءَ اَمْرُنَا جَعَلْنَا عَالِيَهَا

واعدي جو وقت صبح جو آهي ف١٦٩ ڇا صبح قريب نه آهي . پوءِ جڏهن اسان جو حڪم آيو ته اسان ان ڳوٺ جي مٿين حصي

سَافِلَهَا وَاَمْطَرْنَا عَلَيْهَا حِجَارَةً مِّنْ سِجِّيْلٍ ۙ مَّنْضُوْدٍ ﴿٨٢﴾ مُّسَوَّمَةً

کي ان جو هيٺيون حصو ڪري ڇڏيو ف١٧٠ ۽ انهن تي ڪنڪر جا پٿر لڳاتار وسايا . جيڪي تنهنجي رب وٽ



ف١٥٩ حسين صورتن ۾ ۽ حضرت لوط عليه السلام انهن جي هيئت ۽ جمال کي ڏٺو ته پوءِ قوم جي خباثت ۽ بدعملي جو خيال ڪري ف١٦٠ روايت آهي ته ملائڪن کي الله جو هي حڪم هو ته اهي لوط جي قوم کي ان وقت تائين هلاڪ نه ڪن، جيستائين لوط عليه السلام پاڻ ان قوم جي بدعملي تي چار ڀيرا شاهدي نه ڏئي . اهڙيءَ طرح جڏهن اهي ملائڪ حضرت لوط عليه السلام سان مليا ته پاڻ انهن کي فرمايائين ته ڇا توهان کي هن ڳوٺ وارن جو حال معلوم نه هو، ملائڪن چيو انهن جو ڇا حال آهي ؟ پاڻ فرمايائين مان شاهدي ڏيان ٿو ته عمل جي اعتبار کان ساري زمين تي هي بدترين ڳوٺ آهي ها ڳالهه پاڻ چار ڀيرا فرمايائين . حضرت لوط جي عورت، جيڪا ڪافرياڻي هئي، نڪتي ۽ ان پنهنجي قوم کي وڃي خبر ڏني ته حضرت لوط عليه السلام وٽ اهڙا سهڻا ۽ حسين مهمان آيا آهن جو انهن جهڙو اڄ تائين ڪو شخص نظر نه آيو . ف١٦١ ۽ ڪو شرم ۽ حياءُ باقي نه رهيو هو . حضرت لوط عليه السلام . ف١٦٢ ۽ پنهنجي گهر وارين سان تمتع ڪريو، ڇو ته اهي توهان جي لاءِ حلال آهن . حضرت لوط عليه السلام انهن جي عورتن کي ، جيڪي قوم جون نياڻيون هيون ، بزرگانه شفقت کان پنهنجون نياڻيون فرمايو ته جيئن ان سهڻي اخلاق کان اهي فائدو حاصل ڪن ۽ رحميت سِکن . ف١٦٣ يعني اسان کي انهن جي طرف رغبت نه آهي . ف١٦٤ يعني مون کي جيڪڏهن توهان جي مقابلي جي طاقت هجي ها يا اهڙو قبيلو رکندو هجان ها ، جيڪو منهنجي مدد ڪري ها ته مان توهان سان مقابلو ڪريان ها . حضرت لوط عليه السلام پنهنجي جاءِ جو دروازو بند ڪري ڇڏيو هو ۽ اندران اها گفتگو فرمائي رهيو هو . قوم چاهيو ته ڀت ڀڃن . ملائڪن رنج ۽ اضطراب ڏٺو ته چيو ۽ . ف١٦٥ توهان جو بنياد مضبوط آهي ، اسان انهن ماڻهن کي عذاب ڪرڻ لاءِ آيا آهيون . توهان دروازو کولي ڇڏيو ۽ اسان کي انهن جن دروازو کوليو . قوم جا ماڻهو گهڙي آيا جاءِ ۾ ته حضرت جبرائيل الله تعالىٰ جي حڪم سان پنهنجو بازو انهن جي مُنهن تي هنيو ته سڀ انڌا ٿي ويا ۽ حضرت لوط عليه السلام جي جاءِ مان نڪري پيا . انهن کي رستو به نظر نه پيو اچي ۽ هي چوندي وڃي رهيا هئا ته افسوس افسوس !! لوط جي گهر ۾ وڏا جادوگر آهن ، انهن اسان تي جادو ڪيو ، ملائڪن حضرت لوط عليه السلام کي چيو . ف١٦٧ هن طرح توهان جي گهر جا سمورا ماڻهو هليا وڃن . ف١٦٨ حضرت لوط عليه السلام چيو ، اهو عذاب ڪڏهن ٿيندو ؟ جبرئيل چيو . ف١٦٩ حضرت لوط عليه السلام چيو ته مان ته ان کان جلدي گهُران ٿو . حضرت جبرئيل چيو . ف١٧٠ يعني اونڌو ڪري ڇڏيوسين . اهڙيءَ طرح حضرت جبرئيل عليه السلام لوط جي قوم جي شهر، جنهن زمين جي طبقي تي هو، ان جي هيٺان پنهنجو بازو وجهي انهن پنجن ئي شهرن کي، جن ۾ سڀني کان وڏو سدوم هو ۽ انهن ۾ چار لک ماڻهو رهندا هئا، ايترو مٿي کنيو، جو اتان جي ڪتن ۽ ڪڪڙن جا آواز آسمان تي پهچڻ لڳا ۽ اهڙيءَ آهستگيءَ سان کنيائين ، جو ڪنهن ٿانو جو پاڻي به نه هاريو ۽ ڪو سمهڻ وارو سجاڳ نه ٿيو ، وري ان بلنديءَ کان ان کي اونڌو ڪري اڇلايائين .

عِنْدَ رَبِّكَ ؕ وَمَا هِيَ مِنَ الظّٰلِمِيْنَ بِبَعِيْدٍ ﴿٨٣﴾ ع وَاِلٰى مَدْيَنَ اَخَاهُمْ

نشان ڪيل آهن ۱۷۱ ۽ اهي پٿر ظالمن کان ڪجهه پري نه آهن ۱۷۲ ۽ مدين جي طرف سندن هم قوم شعيب

شُعَيْبًا ؕ قَالَ يٰقَوْمِ اعْبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمْ مِّنْ اِلٰهٍ غَيْرُهٗ ؕ وَلَا تَنْقُصُوا

کي ۱۷۳ (۱۷۴) چيائين اي منهنجي قوم! الله جي پوڄا ڪريو، ان کان سواءِ توهان جو ڪو معبود ڪونهي ۱۷۵ ۽ ماپ ۽ تور ۾

الْمِكْيَالَ وَالْمِيْزَانَ اِنِّيْٓ اَرٰىكُمْ بِخَيْرٍ وَّاِنِّيْٓ اَخَافُ عَلَيْكُمْ

کوٽ نه ڪريو، بيشڪ مان توهان کي آسودو ڏسان ٿو ۱۷۶ ۽ بيشڪ مون کي ڀؤ آهي توهان تي گهيري

عَذَابَ يَوْمٍ مُّحِيْطٍ ﴿٨٤﴾ وَيٰقَوْمِ اَوْفُوا الْمِكْيَالَ وَالْمِيْزَانَ بِالْقِسْطِ

وٺندڙ ڏينهن جي عذاب جو ۱۷۷ ۽ اي منهنجي قوم ماپ ۽ تور انصاف سان پوري ڪريو

وَلَا تَبْخَسُوا النَّاسَ اَشْيَآءَهُمْ وَلَا تَعْثَوْا فِي الْاَرْضِ مُفْسِدِيْنَ ﴿٨٥﴾

۽ ماڻهن کي انهن جون شيون گهٽ ڪري نه ڏيو ۽ زمين ۾ فساد ڦهلائيندي نه ڦرو.

بَقِيَّتُ اللّٰهِ خَيْرٌ لَّكُمْ اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ۚ وَمَآ اَنَا عَلَيْكُمْ

الله جو ڏنل جيڪو بچي وڃي اهو ئي توهان جي لاءِ بهتر آهي جيڪڏهن توهان کي يقين هجي ۱۷۸ ۽ مان توهان تي ڪو نگهبان

بِحَفِيْظٍ ﴿٨٦﴾ قَالُوْا يٰشُعَيْبُ اَصَلٰوتُكَ تَاْمُرُكَ اَنْ نَّتْرُكَ مَا يَعْبُدُ

نه آهيان. ۱۷۹ چون لڳا اي شعيب! ڇا تنهنجي نماز تو کي ايئن چوي ٿي ته اسان پنهنجي ابن ڏاڏن جي خدائن

اٰبَآؤُنَآ اَوْ اَنْ نَّفْعَلَ فِيْٓ اَمْوَالِنَا مَا نَشٰٓؤُا ؕ اِنَّكَ لَاَنْتَ الْحَلِيْمُ

کي ڇڏي ڏيون ۱۸۰ يا پنهنجي مال ۾ پنهنجي مرضي نه هلائون ۱۸۱ ها تون سائين تون ئي ته وڏو عقلمند

الرَّشِيْدُ ﴿٨٧﴾ قَالَ يٰقَوْمِ اَرَءَيْتُمْ اِنْ كُنْتُ عَلٰى بَيِّنَةٍ مِّنْ رَّبِّيْ

۽ نيڪ چال آهين. فرمايائين اي منهنجي قوم ڀلا ٻڌايو ته جيڪڏهن مان پنهنجي رب جي طرفان هڪ روشن دليل تي هجان

وَرَزَقَنِيْ مِنْهُ رِزْقًا حَسَنًا ؕ وَمَآ اُرِيْدُ اَنْ اُخَالِفَكُمْ اِلٰى مَآ

۱۸۲ ۽ انهي مون کي پاڻ وٽان چڱي روزي ڏني ۱۸۳ ۽ مان نٿو چاهيان ته جنهن ڳالهه کان توهان کي منع ڪريان پاڻ ان جي ابتڙ

اَنْهٰىكُمْ عَنْهُ ؕ اِنْ اُرِيْدُ اِلَّا الْاِصْلَاحَ مَا اسْتَطَعْتُ ؕ وَمَا تَوْفِيْقِيْٓ

ڪريان ۱۸۴ مون کان ته جو ڪجهه ٿي سگهي اصلاح جي ئي ڪوشش ڪريان ٿو ۽ منهنجي توفيق الله جي ئي طرف کان

اِلَّا بِاللّٰهِ ؕ عَلَيْهِ تَوَكَّلْتُ وَاِلَيْهِ اُنِيْبُ ﴿٨٨﴾ وَيٰقَوْمِ لَا يَجْرِمَنَّكُمْ

آهي مون انهي تي ڀروسو ڪيو ۽ انهي جي طرف رجوع ڪيان ٿو ۽ اي منهنجي قوم توهان جو مون سان ضد توهان

۱۷۱ انهن پٿرن تي اهڙو نشان هو، جنهن سان اهي ٻين کان ممتاز هئا. قتاده چيو ته انهن تي ڳاڙهيون ليڪون هيون. حسن ۽ سدي جو قول آهي ته انهن تي مُهر ورن لڳل هيون ۽ هڪ قول هي آهي ته جنهن پٿر سان جنهن شخص جي هلاڪت منظور هئي، ان جو نالو ان پٿر تي لکيل هو. ۱۷۲ يعني مڪي وارن کان. ۱۷۳ اسان موڪليو سي شهر جارهاڪو. ۱۷۴ پاڻ پنهنجي قوم کي. ۱۷۵ پهريائين ته پاڻ توحيد ۽ عبادت جي هدايت فرمايائين، جو اها سموري اُمور ۾ سڀني کان اهم آهي، ان کان پوءِ جن بڇڙين عادتن ۾ اهي مبتلا هئا، ان کان منع فرمايائين ۽ ارشاد فرمايائين. ۱۷۶ اهڙي حال ۾ ماڻهوءَ کي جڳائي ته نعمت جي شڪرگذاري ڪري ۽ ٻين کي پنهنجي مال مان فائدو پهچائي، نه انهن جي حقن ۾ ڪمي ڪري. اهڙيءَ حالت ۾ هن خيانت جي عادت کان انديشو آهي ته ڪٿي ان نعمت کان محروم نه ڪيا وڃو. ۱۷۷ جو جنهن کان ڪنهن کي آزادي حاصل نه ٿئي ۽ سمورا هلاڪ ٿي وڃن. هي به ٿي سگهي ٿو ته ان ڏينهن جي عذاب مان آخرت جو عذاب مُراد هجي. ۱۷۸ يعني حرام مال ڇڏي ڏيڻ کان پوءِ حلال جيترو بچي، اهو ئي توهان جي لاءِ بهتر آهي. حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما فرمايو ته پوري تورڻ ۽ ماپڻ کان پوءِ جيڪو بچي، سو بهتر آهي. ۱۷۹ جو توهان جي افعال جي سار سنڀال ڪريان. عالمن فرمايو آهي ته ڪن نبين سڳورن کي (حرب) جنگ جي اجازت هئي. جيئن حضرت موسيٰ، حضرت دائود، حضرت سليمان عليهم السلام وغيرهم. ڪي اهي هئا جن کي حرب جو حڪم نه هو. حضرت شعيب عليه السلام انهن مان هو، سارو ڏينهن وعظ فرمائيندو ۽ ساري رات نماز ۾ گذاريندو هو. ڪيس قوم چوندي هئي ته انهيءَ نماز مان توهان کي ڪهڙو فائدو؟ پاڻ فرمائيندو هو ته نماز چڱاين جو حڪم ڏئي ٿي، برائين کان منع ڪري ٿي. ان تي اهي مسخريءَ کان هي چوندا هئا، جيڪو ايندڙ آيت ۾ ذڪر ٿيل آهي. ۱۸۰ بُت پرستي ڪريون. ۱۸۱ مطلب هي هو ته اسان پنهنجي مال جا مختار آهيون، ته ڀانءِ گهٽ ماپيون، ته ڀانءِ گهٽ توريون. ۱۸۲ بصيرت ۽ هدايت تي. ۱۸۳ يعني نبوت ۽ رسالت يا حلال مال ۽ هدايت ۽ معرفت. پوءِ هي ڪيئن ٿي سگهي ٿو ته مان توهان کي بُت پرستي ۽ گناهن کان منع نه ڪريان، ڇو ته نبي سڳورا انهيءَ لاءِ موڪليا ويندا آهن.



۱۸۴ امام فخرالدين رازي رحمة الله عليه فرمايو ته قوم حضرت شعيب عليه السلام جي بُرد باري ۽ هادي هجڻ جو اعتراف ڪيو هو ۽ انهن جو اهو ڪلام ٺٺوليءَ طور نه هو بلڪ دعويٰ هيءَ هئي ته توهان بُرد باري ۽ ڪمالِ عقل جي باوجود اسان کي پنهنجي مال ۾ پنهنجي مرضي مطابق تصرف ڪرڻ کان ڇو منع فرمايو ٿا. اُن جو جواب جيڪو حضرت شُعيب عليه السلام فرمايو، ان جو حاصل مقصد هيءُ آهي ته جڏهن توهان منهنجي ڪمالِ عقل جا معترف آهيو ته پوءِ توهان کي هيءُ سمجهڻ گهرجي ته مان پنهنجي لاءِ جيڪا ڳالهه پسند ڪئي آهي، سا اها هوندي، جيڪا سڀني کان بهتر هجي ۽ اها خدا جي توحيد ۽ ماپ تور ۾ خيانت ڇڏڻ آهي مان ان جو پابنديءَ سان عامل آهيان پوءِ توهان کي سمجهڻ گهرجي ته اهو ئي طريقو بهتر آهي.

شِقَاقِيْٓ اَنْ يُّصِيْبَكُمْ مِّثْلُ مَآ اَصَابَ قَوْمَ نُوْحٍ اَوْ قَوْمَ هُوْدٍ

کي هن ڳالھ تي تيار نہ ڪري جو توهان تي اهو ڪجھ ٿئي جيڪو نوح جي قوم کي پھتو يا هود جي قوم يا

اَوْ قَوْمَ صٰلِحٍ ؕ وَمَا قَوْمُ لُوْطٍ مِّنْكُمْ بِبَعِيْدٍ ﴿٨٩﴾ وَاسْتَغْفِرُوْا رَبَّكُمْ

صالح جي قوم کي ۽ لوط جي قوم تہ اوهان کان ڪجھ پري بہ نہ آهي [و١٨٥] ۽ پنھنجي رب کان معافي وٺو

ثُمَّ تُوْبُوْٓا اِلَيْهِ ؕ اِنَّ رَبِّيْ رَحِيْمٌ وَّدُوْدٌ ﴿٩٠﴾ قَالُوْا يٰشُعَيْبُ مَا

پوءِ ان ڏانھن رجوع ڪريو بيشڪ منھنجو رب مھربان محبت وارو آهي. چوڻ لڳا تہ شعيب تنھنجون گھڻيون ڳالھيون اسان جي

نَفْقَهُ كَثِيْرًا مِّمَّا تَقُوْلُ وَاِنَّا لَنَرٰىكَ فِيْنَا ضَعِيْفًا ۚ وَلَوْلَا رَهْطُكَ

سمجھ ۾ نہ ٿيون اچن ۽ بيشڪ اسان پاڻ ۾ توکي ڪمزور سمجھون ٿا [و١٨٦] ۽ جيڪڏهن تنھنجي جماعت يا ڪٽنب نہ هجي ها [و١٨٧]

لَرَجَمْنٰكَ ؗ وَمَآ اَنْتَ عَلَيْنَا بِعَزِيْزٍ ﴿٩١﴾ قَالَ يٰقَوْمِ اَرَهْطِيْٓ اَعَزُّ

تہ اسان توتي پٿراءُ ڪيون ها ۽ اسان جي نظر ۾ تون ڪو معتبر نہ آهين. چيائين اي منھنجي قوم ڇا توهان وٽ منھنجي خاندان جو دٻاءُ

عَلَيْكُمْ مِّنَ اللّٰهِ ؕ وَاتَّخَذْتُمُوْهُ وَرَآءَكُمْ ظِهْرِيًّا ؕ اِنَّ رَبِّيْ بِمَا

الله کان وڌيڪ آهي [و١٨٨] ۽ انھيءَ کي توهان پنھنجي پٺيان اڇلائي ڇڏيو آهي [و١٨٩] بيشڪ توهان جا سمورا عمل منھنجي رب جي وس ۾ آهن.

تَعْمَلُوْنَ مُحِيْطٌ ﴿٩٢﴾ وَيٰقَوْمِ اعْمَلُوْا عَلٰى مَكَانَتِكُمْ اِنِّيْ عَامِلٌ ؕ سَوْفَ

اي قوم توهان پنھنجي جاءِ تي ڪم ڪندا رهو، مان پنھنجو ڪم ڪريان ٿو ، اجھو توهان کي خبر پوي ٿي تہ ڪنھن تي

تَعْلَمُوْنَ ۙ مَنْ يَّاْتِيْهِ عَذَابٌ يُّخْزِيْهِ وَمَنْ هُوَ كَاذِبٌ ؕ وَارْتَقِبُوْٓا

اچي ٿو خوار ڪندڙ عذاب ۽ ڪير ڪوڙو آهي [و١٩٠] ۽ انتظار ڪريو [و١٩١] مان بہ توهان سان گڏ انتظار ۾ آهيان

اِنِّيْ مَعَكُمْ رَقِيْبٌ ﴿٩٣﴾ وَلَمَّا جَآءَ اَمْرُنَا نَجَّيْنَا شُعَيْبًا وَّالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا

۽ جڏهن [و١٩٢] اسان جو حڪم آيو اسان شعيب ۽ ان سان گڏ وارن مسلمانن کي پنھنجي مھرباني فرمائي

مَعَهٗ بِرَحْمَةٍ مِّنَّا وَاَخَذَتِ الَّذِيْنَ ظَلَمُوا الصَّيْحَةُ فَاَصْبَحُوْا فِيْ

نجات ڏني ۽ ظالمن کي سخت ڪڙڪي اچي ورتو [و١٩٣] پوءِ صبح جو پنھنجي گھرن ۾ گوڏن ڀر (اونڌي منهن) پيل رهجي

دِيَارِهِمْ جٰثِمِيْنَ ﴿٩٤﴾ كَاَنْ لَّمْ يَغْنَوْا فِيْهَا ؕ اَلَا بُعْدًا لِّمَدْيَنَ كَمَا

ويا جڻ اتي ڪڏهن آبادئي ڪو نہ ٿيا هئا ، ٻڌو پري هجن مدين (وارا) جيئن پري ٿيا ثمود

بَعِدَتْ ثَمُوْدُ ﴿٩٥﴾ وَلَقَدْ اَرْسَلْنَا مُوْسٰى بِاٰيٰتِنَا وَسُلْطٰنٍ مُّبِيْنٍ ﴿٩٦﴾ اِلٰى

وارا . [و١٩٤] ۽ بيشڪ اسان موسىٰ کي پنھنجن آيتن [و١٩٥] ۽ پڌري غلبي سان گڏ . فرعون

ع ١٢ / ٨ / ٨

[و١٨٥] انھن کي ڪجھ وڌيڪ وقت نہ گذريو آهي ، نہ اُهي ڪي پري جارها ڪو هئا . پوءِ انھن جي حال کان عبرت حاصل ڪريو .

[و١٨٦] جو جيڪڏهن اسان توهان سان ڪا زيادتي ڪريون نہ توهان ۾ سهڻ جي طاقت نہ آهي .

[و١٨٧] جيڪو دين ۾ اسان جو موافق آهي ۽ جنھن کي اسان عزيز رکون ٿا .

[و١٨٨] جو الله جي لاءِ تہ توهان منھنجي قتل کان باز نہ رهيؤ ۽ منھنجي ڪٽنب جي سبب کان باز رهيؤ ۽ توهان الله تعالىٰ جي نبي جو احترام نہ ڪيو ۽ ڪٽنب جو احترام ڪيو .

[و١٨٩] ۽ ان جي حڪم جي توهان ڪا پرواهہ نہ ڪئي .

[و١٩٠] پنھنجي دعوىٰ ۾ يعني توهان کي جلد معلوم ٿي ويندو تہ ڪير حق تي آهي يا توهان ۽ الله جي عذاب سان بدبخت جي بدبختي ظاهر ٿي ويندي .

[و١٩١] عاقبتِ امر ۽ انجام ڪار جو .

[و١٩٢] انھن جي عذاب ۽ هلاڪت جي لاءِ .

[و١٩٣] حضرت جبرئيل عليه السلام ، هيبتناڪ آواز سان چيو مُوْتُوْا جَمِيْعًا ، سڀيئي مري وڃو . ان آواز جي دهشت کان انھن جا دم نڪري ويا ۽ سڀيئي مري ويا .

[و١٩٤] الله جي رحمت کان . حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنھما فرمايو تہ ڪڏهن بہ ٻہ امتون هڪ ئي عذاب ۾ مبتلا نہ ڪيون ويون حضرت شُعيب ۽ صالح عليھما السلام جي امتن کان سواءِ . پر صالح جي قوم کي انھن جي هيٺان هولناڪ آواز هلاڪ ڪيو ۽ شُعيب جي قوم کي مٿان کان .

[و١٩٥] يعني معجزا .

فِرْعَوْنَ وَمَلَا۟ئِهٖ فَاتَّبَعُوْٓا اَمْرَ فِرْعَوْنَ ۚ وَمَآ اَمْرُ فِرْعَوْنَ

۽ ان جي درٻارين جي طرف موڪليو پوءِ اهي فرعون جي چوڻ تي هليا ف١٩٦ ۽ فرعون جو ڪم سچائيءَ جو نه هو

بِرَشِيْدٍ ﴿٩٧﴾ يَقْدُمُ قَوْمَهٗ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ فَاَوْرَدَهُمُ النَّارَ ۭ وَبِئْسَ

ف١٩٧ پنهنجي قوم جي اڳيان هوندو قيامت جي ڏينهن پوءِ انهن کي دوزخ ۾ آڻي لاهيندو ف١٩٨ ۽ اهو گهڙڻ نه برو

الْوِرْدُ الْمَوْرُوْدُ ﴿٩٨﴾ وَاُتْبِعُوْا فِيْ هٰذِهٖ لَعْنَةً وَّيَوْمَ الْقِيٰمَةِ ۭ بِئْسَ

گهاٽ آهي لهڻ جو ۽ انهن جي پٺيان پيئي هن جهان ۾ لعنت ۽ قيامت جي ڏينهن ف١٩٩ ڪهڙو نه برو انعام

الرِّفْدُ الْمَرْفُوْدُ ﴿٩٩﴾ ذٰلِكَ مِنْ اَنْۢبَاۗءِ الْقُرٰى نَقُصُّهٗ عَلَيْكَ مِنْهَا

آهي جيڪو انهن کي مليو. اهي ڳوٺن ف٢٠٠ جون خبرون آهن جن جا اسان توهان کي بيان ڪيون ٿا ف٢٠١ انهن مان ڪو بيٺو آهي ف٢٠٢

قَاۗىِٕمٌ وَّحَصِيْدٌ ﴿١٠٠﴾ وَمَا ظَلَمْنٰهُمْ وَلٰكِنْ ظَلَمُوْٓا اَنْفُسَهُمْ فَمَآ

۽ ڪو ڪٽيل آهي ف٢٠٣ ۽ اسان انهن سان ظلم نه ڪيو بلڪ پاڻ انهن ف٢٠٤ پنهنجو برو ڪيو

اَغْنَتْ عَنْهُمْ اٰلِهَتُهُمُ الَّتِيْ يَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ مِنْ

پوءِ سندن معبودن ڪي ف٢٠٥ الله کان سواءِ پوڄيندا هئا سندن ڪنهن ڪم نه آيا ف٢٠٦

شَيْءٍ لَّمَّا جَاۗءَ اَمْرُ رَبِّكَ ۭ وَمَا زَادُوْهُمْ غَيْرَ تَتْبِيْبٍ ﴿١٠١﴾ وَكَذٰلِكَ

جڏهن تنهنجي رب جو حڪم آيو ۽ انهن ف٢٠٧ ڪان ڪين هلاڪت کان سواءِ ڪجهه نه وڌيو. ۽ اهڙي ئي طرح پڪڙ

اَخْذُ رَبِّكَ اِذَآ اَخَذَ الْقُرٰى وَهِىَ ظَالِمَةٌ ۭ اِنَّ اَخْذَهٗٓ اَلِيْمٌ

آهي تنهنجي رب جي جڏهن ڳوٺن کي پڪڙي ٿو انهن جي ظلم تي بيشڪ ان جي پڪڙ سخت دردناڪ

شَدِيْدٌ ﴿١٠٢﴾ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيَةً لِّمَنْ خَافَ عَذَابَ الْاٰخِرَةِ ۭ

آهي. ف٢٠٨ بيشڪ ان ۾ نشاني ف٢٠٩ آهي، انهيءَ جي واسطي جيڪو آخرت جي عذاب کان ڊڄي اهو ڏينهن آهي

ذٰلِكَ يَوْمٌ مَّجْمُوْعٌ ۙ لَّهُ النَّاسُ وَذٰلِكَ يَوْمٌ مَّشْهُوْدٌ ﴿١٠٣﴾ وَمَا نُؤَخِّرُهٗٓ اِلَّا

جنهن ۾ سمورا ماڻهو ف٢١٠ گڏ ٿيندا ۽ اهو ڏينهن حاضريءَ جو آهي. ف٢١١ ۽ اسان ان کي ف٢١٢ پٺتي نه هٽائيندا سين

لِاَجَلٍ مَّعْدُوْدٍ ﴿١٠٤﴾ ۭ يَوْمَ يَاْتِ لَا تَكَلَّمُ نَفْسٌ اِلَّا بِاِذْنِهٖ ۚ فَمِنْهُمْ

مگر هڪ ڳڻيل مدت جي واسطي ف٢١٣ جڏهن اهو ڏينهن ايندو ته ڪو به الله جي حڪم بغير ڳالهه نه ڪندو ف٢١٤ پوءِ انهن مان ڪو

شَقِيٌّ وَّسَعِيْدٌ ﴿١٠٥﴾ فَاَمَّا الَّذِيْنَ شَقُوْا فَفِي النَّارِ لَهُمْ فِيْهَا زَفِيْرٌ

بدبخت آهي ۽ ڪو خوش نصيب. ف٢١٥ پوءِ جيڪي بدبخت آهن اهي ته دوزخ ۾ آهن اهي ان ۾ گڏهه وانگر

ف١٩٦ ۽ ڪفر ۾ مبتلا ٿيا ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام تي ايمان نه آندائون.
ف١٩٧ اهو چٽي گمراهي ۾ هو، ڇو ته بشر هجڻ جي باوجود خدائيءَ جي دعوىٰ ڪندو هو ۽ ظاهر ظهور اهڙو ظلم ۽ ڏاڍ ڪندو هو، جنهن جو شيطاني ڪم هجڻ ظاهر ۽ يقيني آهي، اهو ڪٿي ۽ خدائي ڪٿي ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام سان گڏ هدايت ۽ حقانيت هئي. سندس سچائيءَ جا دليل، ظاهر نشانيون ۽ جيڪي معجزا اهي ماڻهو معائنو ڪري چڪا هئا پوءِ به انهن سندس تابعداري کان منهن موڙيو ۽ اهڙي گمراه جي اطاعت ڪيائون، جيئن هو دنيا ۾ ڪفر ۽ گمراهي ۾ پنهنجي قوم جو اڳواڻ هو، ايئن ئي جهنم ۾ انهن جو امام هوندو ۽.
ف١٩٨ جيئن انهن کي نيل درياءَ ۾ لاٿو هئائين.
ف١٩٩ يعني دنيا ۾ به لعنتي ۽ آخرت ۾ به لعنتي. ف٢٠٠ يعني گذريل امتن. ف٢٠١ ته توهان پنهنجيءَ امت کي انهن جون خبرون ڏيو ته جيئن اهي انهن کان عبرت حاصل ڪن، انهن ڳوٺن جي حالت پرکن جهڙي آهي، جو. ف٢٠٢ ان جي گهرن جون ڀتيون موجود آهن ڪنڊ ڏنا رجن ٿا، نشان باقي آهن، جيئن عاد ۽ ثمود جا شهر. ف٢٠٣ يعني لٽيل پوک وانگر بلڪل ئي نشان ٿي ويو ۽ ان جو ڪو اثر باقي نه رهيو، جيئن نوح عليه السلام جا شهر. ف٢٠٤ ڪفر ۽ نافرمانيءَ جو ارتڪاب ڪري. ف٢٠٥ جهالت ۽ گمراهي ڪان. ف٢٠٦ ۽ هڪ ترو عذاب دفع نه ڪري سگهيو. ف٢٠٧ بتن ۽ ڪوڙن معبودن.
ف٢٠٨ پوءِ هر ظالم کي گهرجي ته انهن واقعن مان عبرت حاصل ڪري ۽ توبه ۾ جلدي ڪري. ف٢٠٩ عبرت ۽ نصيحت. ف٢١٠ اڳين پوئين حساب جي لاءِ. ف٢١١ جنهن ۾ آسمان ۽ زمين وارا سمورا حاضر ٿيندا. ف٢١٢ يعني قيامت جي ڏينهن کي. ف٢١٣ يعني جيڪا مدت اسان دنيا جي بقا جي لاءِ مقرر فرمائي آهي، ان جي پوري ٿيڻ تائين.
ف٢١٤ سموري مخلوق ماٺ هوندي. قيامت جو ڏينهن تمام وڏو ٿيندو، ان ۾ احوال مختلف هوندا. ڪن احوالن ۾ ته سخت هيبت ڪان ڪنهن کي الله تعالىٰ جي اجازت کان سواءِ ڳالهائڻ جي قدرت نه هوندي ۽ ڪنهن حال ۾ اجازت ڏني ويندي ته ماڻهو اجازت سان ڳالهائيندا ۽ ڪن احوالن ۾ خوف ۽ دهشت گهٽ هوندي، ان وقت ماڻهو پنهنجي معاملن ۾ جهيڙو ڪندا ۽ پنهنجا مقدما پيش ڪندا. ف٢١٥ شقيق بلخي قدس سره فرمايو ته سعادت جون پنج نشانيون آهن: ١:- دل جي نرمي ٢:- روئڻ جي گهڻائي؛ ٣:- دنيا کان نفرت؛ ٤:- اميدن جو گهٽ هجڻ؛ ٥:- حياءُ. بدبختي جون به پنج نشانيون آهن: ١:- دل جي سختي؛ ٢:- اک جي خشڪي يعني روئڻ جي ڪيفيت پيدا نه ٿيڻ. ٣. دنيا جي رغبت. ٤:- ڊگهيون اميدون. ٥:- بي حيائي.

وَّ شَهِيْقٌ ﴿١٠٦﴾ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا مَا دَامَتِ السَّمٰوٰتُ وَالْاَرْضُ اِلَّا

هيڪندا. اهي ان ۾ هميشه رهندا جيستائين آسمان ۽ زمين رهن مگر

مَا شَآءَ رَبُّكَ ؕ اِنَّ رَبَّكَ فَعَّالٌ لِّمَا يُرِيْدُ ﴿١٠٧﴾ وَاَمَّا الَّذِيْنَ سُعِدُوْا

جيترو توهان جي رب گهريو ف٢١٦ بيشڪ توهان جو رب جيڪي به گهري ڪري. ۽ اهي جيڪي خوش نصيب

فَفِى الْجَنَّةِ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا مَا دَامَتِ السَّمٰوٰتُ وَالْاَرْضُ اِلَّا

ٿيا، اهي جنت ۾ آهن هميشه ان ۾ رهندا جيستائين آسمان ۽ زمين رهن مگر جيترو توهان

مَا شَآءَ رَبُّكَ ؕ عَطَآءً غَيْرَ مَجْذُوْذٍ ﴿١٠٨﴾ فَلَا تَكُ فِىْ مِرْيَةٍ مِّمَّا يَعْبُدُ

جي رب گهريو ف٢١٧ هيءَ بخشش آهي ڪڏهن به ختم نه ٿيندڙ. پوءِ اي ٻڌندڙ! ڌوکي ۾ نه پئو ان کان جنهن

هٰٓؤُلَآءِ ؕ مَا يَعْبُدُوْنَ اِلَّا كَمَا يَعْبُدُ اٰبَآؤُهُمْ مِّنْ قَبْلُ ؕ وَاِنَّا

کي اهي ڪافر پوڄيندا آهن ف٢١٨ هنن جو پوڄڻ ايئن آهي جيئن اڳي هنن جا ابا ڏاڏا پوڄيندا هئا ف٢١٩ ۽ بيشڪ اسان

لَمُوَفُّوْهُمْ نَصِيْبَهُمْ غَيْرَ مَنْقُوْصٍ ﴿١٠٩﴾ وَلَقَدْ اٰتَيْنَا مُوْسَى الْكِتٰبَ

انهن جو حصو انهن کي ڀرپور ڏينداسين بغير گهٽتائيءَ جي. بيشڪ اسان موسىٰ کي ڪتاب ڏنو ف٢٢٠ پوءِ

فَاخْتُلِفَ فِيْهِ ؕ وَلَوْلَا كَلِمَةٌ سَبَقَتْ مِنْ رَّبِّكَ لَقُضِىَ بَيْنَهُمْ ؕ

انهن ۾ ڦوٽ پئجي ويو ف٢٢١ جيڪڏهن تنهنجي رب جي هڪڙي ڳالهه ف٢٢٢ اڳي ٿي نه چڪي هجي ها ته انهن جو فيصلو ته ڪڏهن ڪري ڇڏي

وَاِنَّهُمْ لَفِىْ شَكٍّ مِّنْهُ مُرِيْبٍ ﴿١١٠﴾ وَاِنَّ كُلًّا لَّمَّا لَيُوَفِّيَنَّهُمْ رَبُّكَ

ها ف٢٢٣ بيشڪ اهي ان جي طرف کان ف٢٢٤ ڌوکي ۾ وجهندڙ شڪ ۾ آهن ف٢٢٥ بيشڪ جيترا آهن ف٢٢٦ هڪ هڪ کي تنهنجو رب سندن عمل

اَعْمَالَهُمْ ؕ اِنَّهٗ بِمَا يَعْمَلُوْنَ خَبِيْرٌ ﴿١١١﴾ فَاسْتَقِمْ كَمَآ اُمِرْتَ وَمَنْ تَابَ

(جو بدلو) پورو پورو ڏيندو ان کي انهن جي ڪمن جي خبر آهي ف٢٢٧ پوءِ قائم رهه ف٢٢٨ جيئن توکي حڪم آهي ۽ جيڪي توسان گڏ

مَعَكَ وَلَا تَطْغَوْا ؕ اِنَّهٗ بِمَا تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرٌ ﴿١١٢﴾ وَلَا تَرْكَنُوْٓا اِلَى

رجوع ٿيا ف٢٢٩ ۽ اي انسانو سرڪشي نه ڪريو بيشڪ اهو توهان جا ڪم ڏسي ٿو. ۽ ظالمن جي طرف نه جهڪو جو توهان کي

الَّذِيْنَ ظَلَمُوْا فَتَمَسَّكُمُ النَّارُ ۙ وَمَا لَكُمْ مِّنْ دُوْنِ اللّٰهِ مِنْ اَوْلِيَآءَ

باهه لڳندي ف٢٣٠ ۽ الله کان سواءِ توهان جو ڪو حمايتي نه آهي ف٢٣١

ثُمَّ لَا تُنْصَرُوْنَ ﴿١١٣﴾ وَاَقِمِ الصَّلٰوةَ طَرَفَىِ النَّهَارِ وَزُلَفًا مِّنَ

پوءِ توهان جي مدد نه ٿيندي نماز قائم رکو ڏينهن جي ٻنهي طرفن ف٢٣٢ ۽ ڪجهه رات جي



ف٢١٦ ايترو جيترو ڏيک رهندا ۽ ان زيادتي جي ڪا انتها نه آهي. پوءِ معنىٰ هيءَ ٿي ته هميشه رهندا، ڪڏهن ان کان ڇوٽڪارو نه لهندا (جلالين).

ف٢١٧ ايترو جيترو ڏيک رهندا ان واڌاري جي ڪا انتها نه آهي. ان مان هميشگي مراد آهي، جهڙيءَ طرح ارشاد ٿئي ٿو.

ف٢١٨ بيشڪ انهن کي بت پرستيءَ تي عذاب ڏنو ويندو جيئن گذريل امتون عذاب ۾ مبتلا ٿيون.

ف٢١٩ ۽ توهان کي معلوم ٿي چڪو آهي ته انهن جو ڪهڙو انجام ٿيندو؟

ف٢٢٠ يعني توريت.

ف٢٢١ ڪن ان تي ايمان آندو ۽ ڪن ڪفر ڪيو.

ف٢٢٢ ته انهن جي حساب ۾ جلدي نه فرمائيندو ۽ مخلوق جي حسابن ۽ جزا جو ڏينهن قيامت جو ڏينهن آهي.

ف٢٢٣ ۽ دنيا ۾ ئي عذاب ۾ گرفتار ڪيا وڃن.

ف٢٢٤ يعني سندن امت جا ڪافر قرآن ڪريم جي طرف کان.

ف٢٢٥ جنهن انهن جي عقلن کي حيران ڪري ڇڏيو آهي.

ع ١٤ ٩ ٩

ف٢٢٦ سموري مخلوق تصديق ڪندڙ هجن يا تڪذيب ڪندڙ قيامت جي ڏينهن.

ف٢٢٧ ان تي ڪجهه مخفي نه آهي. هن ۾ نيڪن ۽ تصديق ڪرڻ وارن جي لاءِ ته خوشخبري آهي جو اهي نيڪي جي جزا حاصل ڪندا ۽ ڪافرن ۽ تڪذيب ڪندڙن جي لاءِ عذاب آهي جو اهي پنهنجي عمل جي سزا ۾ گرفتار ٿيندا.

ف٢٢٨ پنهنجي رب جي حڪم تي ۽ ان جي دين جي دعوت تي.

ف٢٢٩ ۽ ان توهان جو دين قبول ڪيو آهي، اهو دين ۽ طاعت تي قائم رهيو. مسلم شريف جي حديث ۾ آهي، سفيان بن عبدالله ثقفي رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کي عرض ڪيو ته مون کي دين ۾ هڪ اهڙي ڳالهه ٻڌايو، جو وري ڪنهن کان معلوم ڪرڻ جي حاجت نه رهي. فرمايائون اٰمَنْتُ بِاللّٰهِ چئو ۽ قائم رهه.

ف٢٣٠ ڪنهن جي طرف جهڪڻ ان سان ميل محبت رکڻ کي چوندا آهن. ابوالعاليه چيو ته معنىٰ هيءَ آهي ته ظالمن جي عملن کان راضي نه ٿيو. سدي چيو ته انهن سان مداهنت نه ڪريو. قتاده چيو ته مشرڪن سان نه ملو. مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته خدا جي نافرمانن يعني ڪافرن، بي دينن ۽ گمراهن سان ميل جول، رسم و رواج ۽ مودت ۽ محبت انهن جي هان ۾ هان ملائڻ ۽ انهن جي خوشامد ۾ رهڻ منع آهي. ف٢٣١ جو توهان کي ان جي عذاب کان بچائي سگهي. هيءُ حال ته انهن جو آهي، جيڪي ظالمن سان رسم و رواج ۽ ميل ۽ محبت رکن ٿا ۽ انهي مان انهن جو حال قياس ڪرڻ گهرجي، جيڪي پاڻ ظالم آهن. ف٢٣٢ ڏينهن جي ٻن ڪنارن مان، صبح ۽ شام مراد آهن. زوال جي اڳ وارو وقت صبح ۾ ۽ پوءِ جو شام ۾ داخل آهي. صبح جي نماز فجر ۽ شام جي نماز ظهر ۽ عصر آهن.

الَّيۡلِ ؕ اِنَّ الۡحَسَنٰتِ يُذۡهِبۡنَ السَّيِّاٰتِ ؕ ذٰلِكَ ذِكۡرٰى لِلذّٰكِرِيۡنَ ﴿۱۱۴﴾

حصن ۾ ف۲۳۳ بيشڪ چڱايون بُرائين کي متائي ڇڏينديون آهن . ف۲۳۴ هي نصيحت آهي نصيحت ميڃيندڙن جي واسطي

وَاصۡبِرۡ فَاِنَّ اللّٰهَ لَا يُضِيۡعُ اَجۡرَ الۡمُحۡسِنِيۡنَ ﴿۱۱۵﴾ فَلَوۡلَا كَانَ

۽ صبر ڪر جو الله نيڪن جو اجر ضايع نه ڪندو آهي. پوءِ ڇو نه ٿيا توهان کان

مِنَ الۡقُرُوۡنِ مِنۡ قَبۡلِكُمۡ اُولُوۡا بَقِيَّةٍ يَّنۡهَوۡنَ عَنِ الۡفَسَادِ

اڳين امتن ۾ ف۲۳۵ اهڙا جن ڀلائي جو ڪجهه حصو باقي هجي ها جو زمين ۾ فساد کان روڪين ها

فِى الۡاَرۡضِ اِلَّا قَلِيۡلًا مِّمَّنۡ اَنۡجَيۡنَا مِنۡهُمۡ ۚ وَاتَّبَعَ الَّذِيۡنَ ظَلَمُوۡا

ف۲۳۶ ها ٿوا انهن ۾ ٿورا هئا اهي جن کي اسان نجات ڏني ف۲۳۷ ۽ ظالم انهيءَ عيش جي پٺيان لڳا رهيا

مَاۤ اُتۡرِفُوۡا فِيۡهِ وَكَانُوۡا مُجۡرِمِيۡنَ ﴿۱۱۶﴾ وَمَا كَانَ رَبُّكَ لِيُهۡلِكَ الۡقُرٰى

جيڪو انهن کي ڏنو ويو ف۲۳۸ ۽ اهي گنهگار هئا . ۽ تنهنجو رب اهڙو نه آهي جو ڳوٺن کي بي وجهه تباهه ڪري

بِظُلۡمٍ وَّاَهۡلُهَا مُصۡلِحُوۡنَ ﴿۱۱۷﴾ وَلَوۡ شَآءَ رَبُّكَ لَجَعَلَ النَّاسَ

۽ ان جا ماڻهو چڱا هجن . جيڪڏهن تنهنجو رب چاهي ها ته سمورن ماڻهن کي هڪ ئي اُمت

اُمَّةً وَّاحِدَةً وَّلَا يَزَالُوۡنَ مُخۡتَلِفِيۡنَ ﴿۱۱۸﴾ اِلَّا مَنۡ رَّحِمَ رَبُّكَ ؕ

ڪري ها ف۲۳۹ ۽ اهي هميشه اختلاف ۾ رهندا . ف۲۴۰ مگر جن تي تنهنجي رب رحم ڪيو ف۲۴۱

وَلِذٰلِكَ خَلَقَهُمۡ ؕ وَتَمَّتۡ كَلِمَةُ رَبِّكَ لَاَمۡلَئَنَّ جَهَنَّمَ مِنَ

۽ ماڻهو انهيءَ جي واسطي پيدا ڪيا ائين ف۲۴۲ ۽ تنهنجي رب جو ڪلمو پورو ٿي چڪو ته بيشڪ ضرور جهنم ڀري ڇڏيندس

الۡجِنَّةِ وَالنَّاسِ اَجۡمَعِيۡنَ ﴿۱۱۹﴾ وَكُلًّا نَّقُصُّ عَلَيۡكَ مِنۡ اَنۡۢبَآءِ

جنن ۽ ماڻهن کي گڏ ئي . ف۲۴۳ ۽ اسان رسولن جون سموريون خبرون توکي ٻڌايون ٿا

الرُّسُلِ مَا نُثَبِّتُ بِهٖ فُؤَادَكَ ۚ وَجَآءَكَ فِىۡ هٰذِهِ الۡحَقُّ وَ

جنهن سان توهان جي دل ثابت رکون ف۲۴۴ ۽ هن سورت ۾ توهان وٽ حق آيو ف۲۴۵ ۽

مَوۡعِظَةٌ وَّذِكۡرٰى لِلۡمُؤۡمِنِيۡنَ ﴿۱۲۰﴾ وَقُلۡ لِّلَّذِيۡنَ لَا يُؤۡمِنُوۡنَ اعۡمَلُوۡا

۽ مسلمانن کي پند و نصيحت ف۲۴۶ ۽ ڪافرن کي فرماءِ توهان پنهنجي جاءِ تي عمل ڪندا رهو

عَلٰى مَكَانَتِكُمۡ ؕ اِنَّا عٰمِلُوۡنَ ﴿۱۲۱﴾ وَانۡتَظِرُوۡا ۚ اِنَّا مُنۡتَظِرُوۡنَ ﴿۱۲۲﴾ وَلِلّٰهِ

ف۲۴۷ اسان پنهنجو ڪم ڪيون ٿا ۽ ف۲۴۸ واٽ تڪيو ۽ اسان به رستو ڏسون ٿا ف۲۴۹ ۽ الله جي واسطي ئي آهي

ف۲۳۳ ۽ رات جي حصن جون نمازون مغرب ۽ عشاء آهن .

ف۲۳۴ نيڪين مان مُراد يا ته اهي پنج وقتي نمازون آهن ، جيڪي آيت ۾ ذڪر ٿيون يا مطلق عبادتون يا سُبحَانَ اللّٰهِ وَالحَمدُ لِلّٰهِ وَلَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَاللّٰهُ اَكبَرُ پڙهڻ . مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته نيڪيون صغيرن گناهن جي لاءِ ڪفارو ٿينديون آهن ، توڙي اهي نيڪيون نمازون هجن يا صدقو يا ذڪر ۽ استغفار يا ٻيو ڪجهه . مسلم شريف جي حديث ۾ آهي ته پنج ئي وقت جون نمازون ۽ جمعو ، ٻئي جمعي تائين ۽ هڪ ٻئي روايت ۾ آهي ته رمضان ٻئي رمضان تائين اهي سڀ ڪفارو آهن انهن گناهن جي لاءِ ، جيڪي انهن جي وچ ۾ واقع ٿين جڏهن ته ماڻهو ڪبيرن گناهن کان بچي . شان نزول :- هڪ شخص ڪنهن عورت کي ڏٺو ان کان ڪا هلڪي حرڪت بي حيائي جي سرزد ٿي وئي ، تنهن تي هو پشيمان ٿيو ۽ حضور محبوب رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿي احوال عرض رکيائين ، ان تي هيءَ آيت نازل ٿي . ان شخص عرض ڪيو ته صغيرن گناهن جي لاءِ نيڪين جو ڪفارو هجڻ ڇا منهنجي لاءِ خاص آهي ؟ فرمايائون ته نه سڀني جي لاءِ آهي .

ف۲۳۵ يعني اڳين اُمتن ۾ ، جيڪي هلاڪ ڪيون ويون .

ف۲۳۶ معنيٰ هيءَ آهي ته انهن اُمتن ۾ اهڙا خير وارا نه ٿيا ، جيڪي زمين ۾ فساد ڪرڻ کان روڪن ۽ گناهن کان منع ڪن ها ، انهيءَ ڪري اسان انهن کي هلاڪ ڪري ڇڏيو .

ف۲۳۷ انهن نبين سڳورن تي ايمان آندو ۽ انهن جي حڪمن تي فرمانبردار رهيا ۽ ماڻهن کي فساد کان روڪيندا رهيا .

ف۲۳۸ ۽ نعمتن ، لذتن ۽ خواهشن ۽ شهوتن جا عادي ٿي ويا ۽ ڪفر ۽ نافرماني ۾ مبتلا رهيا .

ف۲۳۹ پوءِ سڀ هڪ دين تي هجن ها .

ف۲۴۰ ڪو ڪنهن دين تي ، ته ڪو ڪنهن تي .

ف۲۴۱ ۽ اهي سچي دين تي متفق رهندا ۽ ان ۾ اختلاف نه ڪندا .

ف۲۴۲ يعني اختلاف وارا اختلاف جي لاءِ ۽ رحمت وارا اتفاق جي لاءِ .

ف۲۴۳ ڇو ته ان کي علم آهي ته باطل کي اختيار ڪرڻ وارا گهڻا هوندا .

ف۲۴۴ ۽ نبين سڳورن جا حال ۽ انهن جي اُمتن جا سلوڪ ڏسي توهان کي پنهنجي قوم جي ايذاءِ جو سهڻ ۽ ان تي صبر فرمائڻ آسان ٿئي . ف۲۴۵ نبين سڳورن ۽ سندن اُمتن جا تذڪرا واقع جي مطابق بيان ٿيا ، جيڪي ٻين ڪتابن ۽ ٻين ماڻهن کي حاصل نه آهن يعني جيڪي واقعا بيان فرمايا ويا ، سي حق به آهن . ف۲۴۶ به جو اڳين اُمتن جي حالتن ۽ انهن جي انجام کان عبرت حاصل ڪن . ف۲۴۷ عنقريب ان جو نتيجو حاصل ڪندا . ف۲۴۸ جنهن جو اسان کي پنهنجي رب حڪم ڏنو .

ف۲۴۹ توهان جي انجام ڪار جي .

غَيْبُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَاِلَيْهِ يُرْجَعُ الْاَمْرُ كُلُّهٗ فَاعْبُدْهُ

آسمانن ۽ زمين جو غيب ف٢٥٠ ۽ سمورن ڪمن جو موٽڻ انهيءَ جي ئي طرف آهي، پوءِ انهيءَ جي عبادت ڪر

وَتَوَكَّلْ عَلَيْهِ ۭ وَمَا رَبُّكَ بِغَافِلٍ عَمَّا تَعْمَلُوْنَ ﴿١٢٣﴾

۽ انهيءَ تي ڀروسو رک ۽ توهان جو رب توهان جي عملن کان بي خبر نه آهي.

سُوْرَةُ يُوْسُفَ ١٢ مَكِّيَّةٌ ٥٣ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ — اٰيَاتُهَا ١١١ رُكُوْعَاتُهَا ١٢

سورة يوسف مڪي آهي هن ۾ الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١ ١١١ آيتون ۽ ١٢ رڪوع آهن

الٓرٰ ۫ تِلْكَ اٰيٰتُ الْكِتٰبِ الْمُبِيْنِ ﴿١﴾ اِنَّآ اَنْزَلْنٰهُ قُرْءٰنًا عَرَبِيًّا

هي روشن ڪتاب جون آيتون آهن ف٢ بيشڪ اسان ان کي لاٿو آهي عربي قرآن (جي صورت ۾) جو توهان

لَّعَلَّكُمْ تَعْقِلُوْنَ ﴿٢﴾ نَحْنُ نَقُصُّ عَلَيْكَ اَحْسَنَ الْقَصَصِ بِمَآ

سمجهو. اسان توهان کي سڀ کان سٺو بيان ٻڌايون ٿا ف٣ هن ڪري جو اسان تنهنجي

اَوْحَيْنَآ اِلَيْكَ هٰذَا الْقُرْاٰنَ ڰ وَاِنْ كُنْتَ مِنْ قَبْلِهٖ لَمِنَ الْغٰفِلِيْنَ ﴿٣﴾

طرف وحي موڪليو هن قرآن جو، جيتوڻيڪ هن کان اڳ بلاشڪ توکي خبر نه هئي.

اِذْ قَالَ يُوْسُفُ لِاَبِيْهِ يٰٓاَبَتِ اِنِّىْ رَاَيْتُ اَحَدَ عَشَرَ كَوْكَبًا وَّ

ياد ڪريو جڏهن يوسف پنهنجي پيءُ ف٤ کي چيو اي منهنجا پيءُ مون يارهن ستارا ۽

الشَّمْسَ وَالْقَمَرَ رَاَيْتُهُمْ لِىْ سٰجِدِيْنَ ﴿٤﴾ قَالَ يٰبُنَىَّ لَا تَقْصُصْ

سج ۽ چنڊ کي ڏٺو آهي، مون انهن کي منهنجي واسطي سجدو ڪندي ڏٺو ف٥ چيائين اي منهنجا پٽ پنهنجو خواب

رُءْيَاكَ عَلٰٓى اِخْوَتِكَ فَيَكِيْدُوْا لَكَ كَيْدًا ۭ اِنَّ الشَّيْطٰنَ لِلْاِنْسَانِ

پنهنجي ڀائرن کي نه ٻڌائجانءِ ف٦ متان اهي توسان ڪا چالبازي اختيار ڪن ف٧ بيشڪ شيطان انسان جو کليو دشمن

عَدُوٌّ مُّبِيْنٌ ﴿٥﴾ وَكَذٰلِكَ يَجْتَبِيْكَ رَبُّكَ وَيُعَلِّمُكَ مِنْ تَاْوِيْلِ

آهي. ف٨ ۽ اهڙيءَ طرح توکي تنهنجو رب چونڊيندو ف٩ ۽ توکي ڳالهين جو نتيجو ڪڍڻ

الْاَحَادِيْثِ وَيُتِمُّ نِعْمَتَهٗ عَلَيْكَ وَعَلٰٓى اٰلِ يَعْقُوْبَ كَمَآ اَتَمَّهَا عَلٰٓى

سيکاريندو ف١٠ ۽ تو تي پنهنجي نعمت پوري فرمائيندو ۽ يعقوب جي گهروارن تي ف١١ جيئن اڳ تنهنجي ٻنهي

اَبَوَيْكَ مِنْ قَبْلُ اِبْرٰهِيْمَ وَاِسْحٰقَ ۭ اِنَّ رَبَّكَ عَلِيْمٌ حَكِيْمٌ ﴿٦﴾ ع

ڏاڏن ابراهيم ۽ اسحاق تي پوري ڪيائين ف١٢ بيشڪ تنهنجو رب علم ۽ حڪمت وارو آهي

ف٢٥٠ ان کان ڪجهه لڪي نٿو سگهي.

ف١ سُورة يُوسف مڪيه آهي. هن ۾ ٻارهن رڪوع، هڪ سو يارهن آيتون، هڪ هزار ڇهه سؤ ڪلما ۽ ست هزار هڪ سو ڇاهٺ حرف آهن.

شان نزول:- يهودين جي عالمن عرب جا اشراف کي چيو هو ته محبوب سيّدِ عالم محمّد مصطفىٰ احمد مجتبىٰ صلى الله عليه وسلم جن کان معلوم ڪيو ته حضرت يعقوب عليه السلام جي اولاد شام ملڪ کان مصر ۾ ڪهڙيءَ طرح پهتي ۽ انهن جو اتي وڃي آباد ٿيڻ جو ڪهڙو سبب هو ۽ حضرت يوسف عليه السلام جو واقعو ڇا آهي؟ ان تي هيءُ سُورة نازل ٿي.

ف٢ جنهن جو معجزو هجڻ ظاهر ۽ الله تعالىٰ جي طرف کان هجڻ واضح ۽ معنائون علم وارن وٽ غير مشتبه آهن ۽ ان ۾ حلال ۽ حرام، حدود و احڪام صاف بيان فرمايا ويا آهن ۽ هڪ قول هيءُ آهي ته ان ۾ متقدمين جا احوال روشن طور تي مذڪور آهن ۽ حق ۽ باطل کي ممتاز ڪري ڇڏيو ويو آهي. ف٣ جيڪو گهڻن عجائبن ۽ غرائبن ۽ حڪمتن ۽ عبرتن تي مشتمل آهي ۽ هن ۾ دين ۽ دُنيا جي فائدن، بادشاهن، رعيتن ۽ عالمن جي احوال، عورتن جي خصائص ۽ دُشمنن جي تڪليفن تي صبر ۽ انهن تي قابو رهڻ کان پوءِ انهن کان تجاوز ڪرڻ جو نفيس بيان آهي، جنهن سان ٻڌڻ وارن ۾ نيڪ سيرتي ۽ پاڪ خصلتون پيدا ٿين ٿيون. بحر الحقائق جي مصنف چيو ته هن بيان جو احسن هجڻ هن سبب کان آهي، جو هيءُ قصو انسان جي احوال سان ڪمال مشابهت رکي ٿو. جيڪڏهن يوسف مان دل کي ۽ يعقوب مان روح کي ۽ راحيل مان نفس کي، يوسف جي ڀائرن مان مضبوط حواس کي تعبير ڪيو وڃي ۽ سموري قصي کي انسان جي حالتن سان مطابقت ڏني وڃي، جهڙيءَ طرح اُن اها مطابقت به بيان ڪئي آهي، جيڪا هتي مختصر هجڻ جي ڪري درج نه ٿي ڪري سگهجي. ف٤ حضرت يعقوب بن اسحاق بن ابراهيم عليهم السلام. ف٥ حضرت يوسف عليه السلام خواب ڏٺو ته آسمان مان يارهن ستارا لٿا ۽ انهن سان گڏ سج ۽ چنڊ به آهن. انهن سڀني کيس سجدو ڪيو. اِهو خواب جمعي جي رات جو ڏٺائين ۽ اها رات شب قدر هئي. ستارن جي تعبير سندس يارهن ڀائر آهن ۽ سج سندس والد ۽ چنڊ سندس والده يا ماسي. سندس والده ماجده جو نالو راحيل آهي. سدي جو قول آهي ته جڏهن ته راحيل جو انتقال ٿي چڪو هو اُن ڪري قمر مان سندس ماسي مُراد آهي ۽ سجدي ڪرڻ مان نِوڙت ڪرڻ ۽ فرمانبردار هجڻ مُراد آهي ۽ هڪ قول هي آهي ته حقيقةً سجدو مُراد آهي، ڇو ته اُن زماني ۾ سلام وانگر سجده تحيت هو. حضرت يوسف عليه الصلوٰة والسلام جي عمر شريف ان وقت ٻارهن سال هئي ۽ ست ۽ سترهن جا قول به آيا آهن. حضرت يعقوب عليه السلام کي حضرت يوسف عليه السلام سان تمام گهڻي محبت هئي. ان ڪري ساڻس سندس ڀائر حسد ڪندا هئا ۽ حضرت يعقوب عليه السلام اُن تي واقف هو ان ڪري جڏهن حضرت يوسف عليه السلام اهو خواب ڏٺو ته حضرت يعقوب عليه السلام. ف٦ ڇو ته اُهي ان جي تعبير سمجهي ويندا. حضرت يعقوب عليه السلام ڄاڻندو هو ته الله تعالىٰ حضرت يوسف عليه السلام کي نبوت جي لاءِ برگزيده فرمائيندو ۽ ٻنهي جهانن جون نعمتون ۽ شرف عنايت ڪندو، ان ڪري کيس ڀائرن جي حسد جو انديشو ٿيو ۽ پاڻ فرمايائين. ف٧ ۽ تنهنجي هلاڪت جي ڪا تدبير سوچيندا. ف٨ انهن کي بغض ۽ حسد تي اُڀاريندو. هِن ۾ اشارو آهي ته حضرت يوسف عليه السلام جا ڀائر جيڪڏهن حضرت يوسف عليه السلام جي لاءِ ايذاءِ ۽ نقصان جي اقدام ڪندا ته ان جو سبب شيطان جو وسوسو ٿيندو (خازن). بخاري ۽ مسلم جي حديث ۾ آهي ته رسول محبوب ڪريم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو ته سٺو خواب الله تعالىٰ جي طرف کان آهي، گهرجي ته ان کي مُحب سان بيان ڪيو وڃي ۽ بُرو خواب شيطان جي طرفان آهي، جڏهن ڪو ڏسي ٽي وار واهو خواب ڏسي ته پنهنجي کاٻي پاسي ٽي ڀيرا ٿوڪاري ۽ هي پڙهي اَعُوْذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيْطَانِ الرَّجِيْمِ وَمِنْ شَرِّ هٰذِهِ الرُّؤْيَا. ف٩ اجتباء يعني الله تعالىٰ جو ڪنهن کي برگزيده ڪرڻ يعني پاڻ لاءِ ڪي چونڊڻ، هِن جي معنىٰ هيءُ آهي ته ڪنهن ٻانهي کي فيضِ رباني سان مخصوص ڪري، جنهن کان ان کي قِسم قِسم جون ڪرامتون ۽ ڪمالات ڪوشش ۽ محنت کان سواءِ حاصل ٿين. هي مرتبو نبين سڳورن سان خاص آهي ۽ انهن جي بدولت سندن مقرب، صديق، شهيد ۽ صالح به ان نعمت سان سرفراز ڪيا وڃن ٿا. ف١٠ علم ۽ حڪمت عطا ڪندو ۽ اڳين ڪتابن ۽ نبين سڳورن جي حديثن جا راز جي ڪشف فرمائيندو ۽ مفسرن هِن مان خواب جو تعبير به مُراد ورتي آهي. حضرت يوسف عليه السلام خواب جي تعبير جو وڏو ماهر هو. ف١١ نبوت عطا فرمائي، جيڪا اعلىٰ منصبن مان آهي ۽ مخلوق جا سمورا منصب ان کان هيٺ آهن ۽ سلطنتون ڏيئي، دين ۽ دُنيا جي نعمتن سان سرفراز ڪري. ف١٢ جو انهن کي نبوت عطا فرمايائين.

لَقَدۡ كَانَ فِيۡ يُوۡسُفَ وَاِخۡوَتِهٖۤ اٰيٰتٌ لِّلسَّآئِلِيۡنَ ۝٧ اِذۡ قَالُوۡا لَيُوۡسُفُ

بيشڪ يوسف ۽ سندس ڀائرن ۾ وا١٣ پڇندڙن جي واسطي نشانيون آهن. وا١٤ جڏهن چيائون وا١٥

وَاَخُوۡهُ اَحَبُّ اِلٰۤى اَبِيۡنَا مِنَّا وَنَحۡنُ عُصۡبَةٌ ؕ اِنَّ اَبَانَا لَفِيۡ

جو ضرور يوسف ۽ ان جو ڀاءُ وا١٦ اسان جي پيءُ کي اسان کان وڌيڪ پيارا آهن ۽ اسان هڪ جماعت آهيون بيشڪ اسان جو

ضَلٰلٍ مُّبِيۡنِ ۝٨ ۚۖ اقۡتُلُوۡا يُوۡسُفَ اَوِ اطۡرَحُوۡهُ اَرۡضًا يَّخۡلُ لَكُمۡ وَجۡهُ

پيءُ کلي طرح انهن جي محبت ۾ ٻڏل آهي وا١٨ يوسف کي ماري وجهو يا زمين ۾ ڪٿي اڇلائي اچو وا١٩ جو توهان جي پيءُ جو منهن

اَبِيۡكُمۡ وَتَكُوۡنُوۡا مِنۡۢ بَعۡدِهٖ قَوۡمًا صٰلِحِيۡنَ ۝٩ قَالَ قَآئِلٌ مِّنۡهُمۡ

فقط توهان جي طرف متوجه رهي وا٢٠ ۽ ان کان پوءِ نيڪ ٿي وڃجو. وا٢١ انهن مان هڪ چوڻ واري چيو وا٢٢

لَا تَقۡتُلُوۡا يُوۡسُفَ وَاَلۡقُوۡهُ فِيۡ غَيٰبَتِ الۡجُبِّ يَلۡتَقِطۡهُ بَعۡضُ

يوسف کي قتل نه ڪريو وا٢٣ بلڪ ان کي اونداهي کوهه ۾ اڇلايو جيئن ڪو مسافر ان کي کڻي وڃي وا٢٤

السَّيَّارَةِ اِنۡ كُنۡتُمۡ فٰعِلِيۡنَ ۝١٠ قَالُوۡا يٰۤاَبَانَا مَا لَكَ لَا تَاۡمَنَّا عَلٰى

جيڪڏهن توهان کي ڪرڻ جو ارادو آهي ته. وا٢٥ چيائون اي اسان جا بابا! ڇا ٿيو اٿو ته توهان جو اسان تي ڀروسو ناهي

يُوۡسُفَ وَاِنَّا لَهٗ لَنٰصِحُوۡنَ ۝١١ اَرۡسِلۡهُ مَعَنَا غَدًا يَّرۡتَعۡ وَيَلۡعَبۡ

اسان تي اعتبار نٿو ڪريو ۽ اسان ته ان جا خيرخواه آهيون. سڀاڻي ان کي اسان سان گڏ موڪليو جو اسان کائي پيئي ۽ راند ڪري

وَاِنَّا لَهٗ لَحٰفِظُوۡنَ ۝١٢ قَالَ اِنِّيۡ لَيَحۡزُنُنِيۡۤ اَنۡ تَذۡهَبُوۡا بِهٖ وَاَخَافُ

وا٢٦ ۽ بيشڪ اسان ان جا نگهبان آهيون. وا٢٧ چيائين توهان جو ان کي وٺي وڃڻ مون کي تڪليف ڏيندو وا٢٨ ۽ مون کي ڀوُ آهي

اَنۡ يَّاۡكُلَهُ الذِّئۡبُ وَاَنۡتُمۡ عَنۡهُ غٰفِلُوۡنَ ۝١٣ قَالُوۡا لَئِنۡ اَكَلَهُ الذِّئۡبُ

ته متان ان کي بگهڙ کائي وڃي وا٢٩ ۽ توهان ان کان بي خبر هجو. وا٣٠ چيائون جيڪڏهن ان کي بگهڙ کائي وڃي جڏهن

وَنَحۡنُ عُصۡبَةٌ اِنَّاۤ اِذًا لَّخٰسِرُوۡنَ ۝١٤ فَلَمَّا ذَهَبُوۡا بِهٖ وَاَجۡمَعُوۡۤا

ته اسان هڪ جماعت آهيون، تڏهن اسان بيڪار ثابت ٿيا سين. وا٣١ پوءِ جڏهن ان کي وٺي ويا وا٣٢ ۽

اَنۡ يَّجۡعَلُوۡهُ فِيۡ غَيٰبَتِ الۡجُبِّ ۚ وَاَوۡحَيۡنَاۤ اِلَيۡهِ لَتُنَبِّئَنَّهُمۡ

سڀني جي راءِ اها بيٺي ته ان کي اونداهي کوهه ۾ ڦٽي ڪن ۽ اسان کيس وحي موڪليو وا٣٣ ته ضرور تون انهن کي انهن جي اها حرڪت

بِاَمۡرِهِمۡ هٰذَا وَهُمۡ لَا يَشۡعُرُوۡنَ ۝١٥ وَجَآءُوۡۤ اَبَاهُمۡ عِشَآءً يَّبۡكُوۡنَ ۝١٦ ؕ

ٻڌائيندين وا٣٥ اهڙي وقت جو انهن کي ڄاڻ ڪا نه رهندي. وا٣٦ ۽ رات ٿيندي پنهنجي پيءُ وٽ روئيندا آيا. وا٣٧

ڪن مفسرن فرمايو ته ان نعمت مان مراد آهي ته حضرت ابراهيم عليه السلام کي نمرود جي باهه کان ڇوٽڪارو ڏيڻ ۽ پنهنجو خليل بنائڻ ۽ حضرت اسحاق عليه السلام کي حضرت يعقوب ۽ اسباط عنايت ڪرڻ. وا١٣ حضرت يعقوب عليه السلام جي پهرين گهرواري ليا بنت ليان سندس مامي جي ڌيءُ آهي، اُن مان کيس ڇهه فرزند ٿيا: روبيل، شمعون، لاوي، يهودا، جون مائرون زلفه ۽ بلهه. ليا جي انتقال کان پوءِ حضرت يعقوب عليه السلام سندس ڀيڻ راحيل سان نڪاح فرمايو، ان مان ٻه فرزند ٿيا. يوسف ۽ بنيامين اهي حضرت يعقوب عليه السلام جا ٻارهن صاحبزادا آهن، انهن کي اسباط چون ٿا. وا١٤ پڇڻ وارن مان يهودي مُراد آهن، محبوب رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کان حضرت يوسف عليه السلام جو حال ۽ حضرت يعقوب عليه السلام جي اولاد جو ڪنعان جي زمين کان مصر جي زمين جي طرف منتقل ٿيڻ جو سبب معلوم ڪيو هو. جڏهن محبوب عالم صلى الله عليه وسلم جن حضرت يوسف عليه السلام جا حالات بيان فرمايا ۽ يهودين انهن کي توريت جي مطابق ڏٺو ته انهن کي حيرت ٿي ته محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن ڪتابن پڙهڻ، عالمن ۽ احبار جي مجلس ۾ ويهڻ ۽ ڪنهن کان ڪجهه سکڻ کان سواءِ ايترو نقد رصحيح واقعا بيان فرمايا. هيءُ دليل آهي ته پاڻ ضرور نبي آهن ۽ قرآن پاڪ ضرور وحي الاهي آهي ۽ الله تعالىٰ کين علم قدس سان مشرف فرمايو. ان کان سواءِ هن واقعي ۾ گهڻيون ئي عبرتون، نصيحتون ۽ حڪمتون آهن. وا١٥ يوسف عليه السلام جي ڀائرن. وا١٦ حقيقي بنيامين. وا١٧ مضبوط آهيون، گهڻي ڪم اچي سگهون ٿا. وڌيڪ فائدو پهچائي سگهون ٿا. حضرت يوسف عليه السلام ننڍو آهي، ڪهڙو ڪم ڪري سگهي ٿو. وا١٨ ۽ اها ڳالهه سندن خيال ۾ نه آئي ته يوسف عليه الصلوٰة والسلام جي والده جو سندس ننڍپڻ ۾ انتقال ٿي ويو ان ڪري اهو وڌيڪ شفقت ۽ محبت جو مورد ٿيو ۽ منجهس هدايت ۽ نجابت جون اهي نشانيون لڌيون وڃن ٿيون، جيڪي ٻين ڀائرن ۾ نه آهن. اهو سبب آهي جو حضرت يعقوب عليه السلام کي حضرت يوسف عليه السلام سان گهڻي محبت آهي. اهي سڀ ڳالهيون خيال ۾ نه آڻي ڪري کين پنهنجي والد ماجد جو حضرت يوسف عليه السلام سان زياده محبت فرمائڻ ڳرو لڳو ۽ انهن پاڻ ۾ ملي هي مشورو ڪيو ته ڪا اهڙي تدبير سوچڻ گهرجي، جنهن سان اسان جي والد صاحب کي اسان جي طرف وڌيڪ خيال ٿئي. ڪن مفسرن چيو آهي ته شيطان به ان مشوري جي مجلس ۾ شريڪ ٿيو ۽ ان حضرت يوسف عليه السلام جي قتل جي راءِ ڏني ۽ مشوري جي گفتگو هن طرح ٿي. وا١٩ آبادين کان پري. بس اهي ئي صورتون آهن جن سان. وا٢٠ ۽ کيس فقط توهان جي ئي محبت هجي، ٻئي جي نه. وا٢١ ۽ توبهه ڪري وٺجو. وا٢٢ يهودا يا روبيل. وا٢٣ ڇو ته قتل وڏو گناهه آهي. وا٢٤ يعني ڪو مسافر ان تان لنگهي ۽ ان کي ڪنهن ملڪ وٺي وڃي. ان سان به مقصد حاصل آهي ته نه اهو هتي رهندو ۽ نه والد صاحب جي نظرِ عنايت ان طرح مٿس هوندي. وا٢٥ هن ۾ اشارو آهي ته ڇا هي ڪجهه به نه ڪريو پر جيڪڏهن توهان ارادو ڪري ڇڏيو آهي ته پوءِ بس ايتري تي ئي اڪتفا ڪريو. اهڙيءَ طرح سڀ ان تي متفق ٿيا ۽ پنهنجي والد کي. وا٢٦ يعني تفريح ۽ حلال مشغلن مان لطف اندوز ٿيون. شڪار ۽ تيراندازي وغيره جي مثل. وا٢٧ سندس پوري نظرداري ڪندا سون. وا٢٨ ڇو ته ان جي هڪ گهڙي جي جدائي پسند نه آهي. وا٢٩ ڇو ته اُن زمين ۾ بگهڙ ۽ ڦاڙيندڙ جانور گهڻا آهن. وا٣٠ پنهنجي سير ۽ تفريح ۾ مشغول ٿي وڃو. وا٣١ انهيءَ ڪري اُن کي اسان سان گڏ موڪليو. تقديرِ الاهي ايئن ئي هئي. حضرت يعقوب عليه السلام اجازت ڏني ۽ روانگي جي وقت حضرت ابراهيم عليه السلام جي قميص جيڪا اڇلايو ويو هو، حضرت جبرئيل عليه السلام اها قميص کيس پهرائي هئي. اها قميص مبارڪ حضرت ابراهيم عليه السلام کان حضرت اسحاق عليه السلام کي ۽ ان کان سندس فرزند حضرت يعقوب عليه السلام کي پهتي هئي. اها قميص حضرت يعقوب عليه السلام تعويذ بڻائي حضرت يوسف عليه السلام جي ڳچيءَ مبارڪ ۾ وجهي ڇڏي. وا٣٢ اهڙيءَ طرح، جو جيستائين حضرت يعقوب عليه السلام ڏسندو رهيو، ايستائين ته اُهي حضرت يوسف عليه السلام کي پنهنجن ڪلهن تي سوار ڪري عزت ۽ احترام سان وٺي ويا، جڏهن پري نڪري ويا ۽ حضرت يعقوب عليه السلام جي نظرن کان غائب ٿي ويا ته پوءِ حضرت يوسف عليه السلام کي زمين تي اڇلايائون ۽ دلين ۾ جيڪا دشمني هئي سا ظاهر ٿي. جنهن جي طرف ويندو هو، سو مار ڏيندو هو ۽ طعنا ڏيندو هو ۽ خواب ۾ جيڪو ڪنهن نموني انهن ٻڌي ورتو هو، ان تي ملامت ڪندا هئس ۽ چوندا هئس ته پنهنجي خواب کي سڏ ته اهو هاڻي توکي اسان جي هٿان ڇڏائي. جڏهن سختيون حد کي پهتيون ته پوءِ حضرت يوسف عليه السلام، يهودا کي چيو خدا کان ڊڄ ۽ انهن ماڻهن کي انهن زيادتين کان روڪ. يهودا پنهنجن ڀائرن کي چيو ته توهان مون سان ڪهڙو واعدو ڪيو هو، ياد ڪريو، قتل جو معاملو طئي نه ٿيو هو، پوءِ اهي انهن حرڪتن کان باز آيا. وا٣٣ اهڙيءَ طرح انهن ايئن ڪيو، اهو کوهه ڪنعان کان ٽن فرسنگن جي مفاصلي تي بيت المقدس جي آس پاس يا اردن جي سرزمين ۾ واقع هو.

قَالُوْا يٰٓاَبَانَآ اِنَّا ذَهَبْنَا نَسْتَبِقُ وَتَرَكْنَا يُوْسُفَ عِنْدَ مَتَاعِنَا
چيائون اسان جا بابا اسان ڏکي اڳتي نڪري وياسي ف٣٨ ۽ يوسف کي پنهنجي سامان وٽ ڇڏي وياسي ته

فَاَكَلَهُ الذِّئْبُ ۚ وَمَآ اَنْتَ بِمُؤْمِنٍ لَّنَا وَلَوْ كُنَّا صٰدِقِيْنَ ﴿١٧﴾ وَجَآءُوْ
ان کي بگهڙ کائي ويو ۽ تون اسان جي ڳالهه تي ڪنهن به طرح يقين نه ڪندين، جيتوڻيڪ اسان سچا آهيون. ف٣٩

عَلٰى قَمِيْصِهٖ بِدَمٍ كَذِبٍ ۭ قَالَ بَلْ سَوَّلَتْ لَكُمْ اَنْفُسُكُمْ
۽ ان جي قميص تي ڪوڙو رت جو نشان لائي آيا ف٤٠ چيائين بلڪ توهان جي دلين هڪ ڳالهه توهان جي واسطي

اَمْرًا ۭ فَصَبْرٌ جَمِيْلٌ ۭ وَاللّٰهُ الْمُسْتَعَانُ عَلٰى مَا تَصِفُوْنَ ﴿١٨﴾ وَجَآءَتْ
ناهي ورتي آهي ف٤١ پوءِ صبر چڱو آهي، ۽ الله کان ئي مدد گهران ٿو انهن ڳالهين تي جيڪي توهان ٻڌائي رهيا آهيو. ف٤٢

سَيَّارَةٌ فَاَرْسَلُوْا وَارِدَهُمْ فَاَدْلٰى دَلْوَهٗ ۭ قَالَ يٰبُشْرٰى هٰذَا
۽ هڪ قافلو آيو ف٤٣ انهن پنهنجو پاڻي آڻيندڙ موڪليو ف٤٤ پوءِ ان پنهنجو ٻوڪو وڌو ف٤٥ چوڻ لڳو واهه هيءُ ڪهڙي نه

غُلٰمٌ ۭ وَاَسَرُّوْهُ بِضَاعَةً ۭ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌۢ بِمَا يَعْمَلُوْنَ ﴿١٩﴾ وَشَرَوْهُ
خوشي جي ڳالهه آهي هيءُ ته هڪ ڇوڪرو آهي ۽ ان کي سرمايو سمجهي لڪائي ڇڏيائون ف٤٦ ۽ الله ڄاڻي ٿو جيڪي اهي ڪن ٿا. ۽

بِثَمَنٍۭ بَخْسٍ دَرَاهِمَ مَعْدُوْدَةٍ ۚ وَكَانُوْا فِيْهِ مِنَ الزّٰهِدِيْنَ ﴿٢٠﴾
ڀائرن ان کي کوٽي سڪي جي چند درهمن ۾ وڪڻي ڇڏيو ف٤٧ ۽ انهن کي ان ۾ ڪا به رغبت نه هئي ف٤٨

وَقَالَ الَّذِي اشْتَرٰىهُ مِنْ مِّصْرَ لِامْرَاَتِهٖٓ اَكْرِمِيْ مَثْوٰىهُ عَسٰٓى
مصر جي جنهن شخص ان کي خريد ڪيو تنهن پنهنجي گهرواري کي چيو ف٤٩ هن کي عزت سان رکو ف٥٠

اَنْ يَّنْفَعَنَآ اَوْ نَتَّخِذَهٗ وَلَدًا ۭ وَكَذٰلِكَ مَكَّنَّا لِيُوْسُفَ فِي الْاَرْضِ
شايد ان کان اسان کي نفعو پهچي ف٥١ يا ان کي اسان پٽيلو بنايون ف٥٢ ۽ اهڙيءَ طرح اسان يوسف کي انهيءَ زمين ۾ ٺاهه واري ڪئي ته جا

وَلِنُعَلِّمَهٗ مِنْ تَاْوِيْلِ الْاَحَادِيْثِ ۭ وَاللّٰهُ غَالِبٌ عَلٰٓي اَمْرِهٖ
ڏني ۽ هن جي واسطي ته ان کي ڳالهين جو تعبير يا انجام سيکاريون ف٥٣ ۽ الله پنهنجي ڪم تي غالب آهي

وَلٰكِنَّ اَكْثَرَ النَّاسِ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿٢١﴾ وَلَمَّا بَلَغَ اَشُدَّهٗٓ اٰتَيْنٰهُ حُكْمًا
پر اڪثر ماڻهو نه ٿا ڄاڻن. ۽ جڏهن پنهنجي پوري طاقت کي پهتو ف٥٤ اسان ڪيس حڪم ۽ علم

وَّعِلْمًا ۭ وَكَذٰلِكَ نَجْزِي الْمُحْسِنِيْنَ ﴿٢٢﴾ وَرَاوَدَتْهُ الَّتِيْ هُوَ فِيْ
عطا فرمايو ف٥٥ ۽ اسان ايئن صلو ڏيندا آهيون نيڪن کي. ۽ اهو جنهن عورت ف٥٦ جي گهر ۾

ان جو منهن مٿان سوڙهو هو ۽ اندران ڪشادو. حضرت يوسف عليه السلام جا هٿ پير ٻڌي، قميص لاهي کوهه ۾ ڇڏيو. جڏهن اهو ان جي اڌ گهرائي تي پهتو ته پوءِ رسي ڇڏي ڏنائون ته جيئن پاڻي ۾ ڪري هلاڪ ٿي وڃي. حضرت جبرئيل امين الله جي حڪم سان پهتو ۽ ان ڪيس هڪ پٿر تي ويهاريو، جيڪو کوهه ۾ هو ۽ سندس هٿ کولي ڇڏيا ۽ روانگيءَ جي وقت حضرت يعقوب عليه السلام حضرت ابراهيم عليه السلام جي قميص، جيڪا تعويذ ناهي، سندس ڳچي مبارڪ ۾ وجهي ڇڏي هئي، سا کولي، کيس پارائي ڇڏي، جنهن سان اونداهيءَ ۾ روشني ٿي ويئي. سبحان الله! انبياء عليهم السلام جي مبارڪ جسم ۾ ڇا برڪت آهي جو هڪ قميص، جيڪا ان برڪت واري جسم سان لڳي، ان اونداهي کوهه کي روشن ڪري ڇڏيو. مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته الله جي مقبول ٻانهن جي ملبوسات ۽ نشانن مان برڪت حاصل ڪرڻ شريعت ۾ ثابت ۽ نبين سڳورن جي سنت آهي. ف٣٤ حضرت جبرئيل عليه السلام جي واسطي سان يا الهام جي طريقي سان ته جيئن پاڻ غمگين نه ٿئي، اسان ڪيس اونهي کوهه کان بلند مرتبي تي پهچائينداسين ۽ سندس ڀائرن کي حاجتمند بڻائي وٽس آڻينداسين ۽ کين سندس تابعدار ڪنداسين ۽ ايئن ٿيندو. ف٣٥ جيڪو انهن ان وقت تو سان ڪيو. ف٣٦ ته تون يوسف آهين، ڇو ته ان وقت تنهنجو شان اهڙو بلند هوندو ۽ تون ان سلطنت ۽ حڪومت جي مسند تي هوندين، جو اهي توکي نه سڃاڻيندا. حاصل مقصد يوسف عليه السلام جا ڀائر حضرت يوسف عليه السلام کي کوهه ۾ اڇلائي واپس ٿيا ۽ حضرت يوسف عليه السلام جي قميص، جيڪا لاهي ويئي هئي، تنهن کي ڇيلي رت ۾ رنگي گڏ آندائون. ف٣٧ جڏهن گهر جي ويجهو پهتا ته سندن روئڻ جو آواز حضرت يعقوب عليه السلام ٻڌو ته گهٻرائجي ويو ۽ ٻاهر تشريف فرما ٿيو ۽ فرمايائين، اي منهنجا فرزندو! ڇا توهان کي ٻڪرين ۾ ڪجهه نقصان ٿيو؟ انهن چيو ته نه. فرمايائين پوءِ ڪهڙي مصيبت پهتي ۽ يوسف ڪٿي آهي؟. ف٣٨ يعني اسان پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان ڊوڙ ڪريون پيا ته ڪير اڳتي ٿو نڪري؟ ان ڊوڙ ۾ اسان پري نڪري وياسين. ف٣٩ ڇو ته اسان سان نه ڪو شاهد گڏ آهي، نه ڪو اهڙو دليل آهي نه ڪا علامت، جنهن سان اسان جي سچائي ثابت ٿئي. ف٤٠ ۽ قميص کي ڦاڙڻ وسري ويئن - حضرت يعقوب عليه السلام اها قميص پنهنجي چهري مبارڪ تي رکي، گهڻو رنو ۽ فرمايائين عجب نموني جو هوشيار بگهڙ هو، جو منهنجي پٽ کي کائي ويو، پر قميص کي ڦاڙيائين ئي نه. هڪ روايت هيءَ به آهي ته انهن هڪ بگهڙ پڪڙي آندو ۽ حضرت يعقوب



عليه السلام کي چوڻ لڳا ته هيءُ آهي اهو بگهڙ، جنهن حضرت يوسف عليه السلام کي کاڌو. پاڻ ان بگهڙ کان معلوم فرمايائين ته اهو الله جي حڪم سان ڳالهائڻ تي قادر ٿي چوڻ لڳو حضور! نه مان توهان جي فرزند کي کاڌو ۽ نه نبين سڳورن سان ڪو بگهڙ ايئن ڪري سگهي ٿو. حضرت ان بگهڙ کي ڇڏي ڏنو ۽ پٽن کي. ف٤١ ۽ واقعو ان جي خلاف آهي. ف٤٢ حضرت يوسف عليه السلام ٽي ڏينهن کوهه ۾ رهيو. ان کان پوءِ الله ڪيس ان کان ڇوٽڪارو عطا فرمايو. ف٤٣ جيڪو مدين کان مصر جي طرف وڃي رهيو هو. اهو رستو ڀلجي انهيءَ جهنگ ۾ اچي پهتو جتي آباديءَ کان پري هي کوهه هو ۽ ان جو پاڻي کارو هو، مگر حضرت يوسف عليه السلام جي برڪت سان مٺو ٿي ويو. جڏهن اهي قافلي وارا ان کوهه جي ويجهو آيا ته. ف٤٤ جنهن جو نالو مالڪ بن ذعر خزاعي هو ۽ اهو شخص مدين جو رهاڪو هو. جڏهن اهو کوهه وٽ پهتو. ف٤٥ حضرت يوسف عليه السلام اهو ٻوڪو پڪڙي ورتو ۽ ان ۾ لٽڪي پيو. مالڪ ٻوڪو ڇڪيو ته پاڻ ٻاهر تشريف فرما ٿيا. ان سندس سهڻي صورت ۽ حسن ڏٺو ته نهايت خوشيءَ ۾ اچي پنهنجن دوستن کي خوشخبري ڏنائين. ف٤٦ حضرت يوسف عليه السلام جا ڀائر جيڪي ان جهنگ ۾ پنهنجيون ٻڪريون چاريندا هئا، اهي سار سنڀال رکندا هئا. اڄ انهن يوسف عليه السلام کي کوهه ۾ نه ڏٺو ته انهن تلاش ڪئي ۽ قافلي وٽ پهتا، انهن اتي مالڪ بن ذعر وٽ حضرت يوسف عليه السلام کي ڏٺو ته اهي کيس چوڻ لڳا ته هي غلام آهي، اسان وٽان ڀڄي آيو آهي. ڪنهن ڪم جو نه آهي، نافرمان آهي. جيڪڏهن خريد ڪريو ته اسان ان کي سستو وڪڻنداسين، پوءِ ان کي تمام پري وٺي وڃو ته جيئن ان جي خبر به اسان جي ٻڌڻ ۾ نه اچي. حضرت يوسف عليه السلام انهن جي خوف کان ماٺ رهيو ۽ پاڻ ڪجهه نه فرمايائين. ف٤٧ جن جو تعداد قتاده جي قول مطابق ويهه درهم هو. ف٤٨ پوءِ مالڪ بن ذعر ۽ سندس دوستن حضرت يوسف عليه السلام کي مصر ۾ آندو. ان زماني ۾ مصر جو بادشاهه ريان بن وليد بن نزدان عمليقي هو ۽ ان پنهنجي بادشاهيءَ جي واڳ قطفير مصري جي هٿ ۾ ڏيئي ڇڏي هئي. سمورا خزانا ان جي حڪم هيٺ خرچ ٿيندا هئا، ان کي مصر جو عزيز چوندا هئا ۽ اهو بادشاهه جو وزير اعظم هو. جڏهن حضرت يوسف عليه السلام کي مصر جي بازار ۾ وڪڻڻ لاءِ آندو ويو ته هر هڪ جي دل ۾ سندس طلب پيدا ٿي ۽ خريدارن قيمت وڌائڻ شروع ڪئي ايستائين جو سندن وزن جي برابر سون، اوتري چاندي، اوترو ئي مشڪ، اوترو ئي پٽ قيمت مقرر ٿي ۽ سندس وزن چار سؤ رطل هو ۽ عمر شريف ان وقت تيرهن يا سترهن سالن جي هئي. مصر جي عزيز

بَيْتِهَا عَنْ نَّفْسِهٖ وَغَلَّقَتِ الْاَبْوَابَ وَقَالَتْ هَيْتَ لَكَ ؕ قَالَ

هو تنهن کيس لالچايو هو پاڻ نہ روکي وڃ ۽ سمورا دروازا بند ڪيائين وڃ ۽ چيائين اچ تو کي ٿي چوان تي وف چيائين

مَعَاذَ اللّٰهِ اِنَّهٗ رَبِّيْٓ اَحْسَنَ مَثْوَايَ ؕ اِنَّهٗ لَا يُفْلِحُ الظّٰلِمُوْنَ ﴿٢٣﴾

الله جي پناھ ف٦٠ اھو (عزيز) تہ منھنجي پرورش ڪرڻ وارو آھي انھيءَ مون کي چڱي طرح رکيو ف٦١ بيشڪ ظالمن جو ڀلو نہ ٿيندو آھي .

وَلَقَدْ هَمَّتْ بِهٖ ۚ وَهَمَّ بِهَا لَوْلَآ اَنْ رَّاٰ بُرْهَانَ رَبِّهٖ ؕ كَذٰلِكَ

۽ بيشڪ عورت ان جو ارادو ڪيو ۽ اھو بہ عورت جو ارادو ڪري ھا جيڪڏھن پنھنجي رب جو دليل نہ ڏسي ھا ف٦٢ اسان ايئن

لِنَصْرِفَ عَنْهُ السُّوْٓءَ وَالْفَحْشَآءَ ؕ اِنَّهٗ مِنْ عِبَادِنَا الْمُخْلَصِيْنَ ﴿٢٤﴾ وَ

ٿي ڪيو جو ان کان برائي ۽ بيحيائي کي ڦيري ڇڏيون ف٦٣ بيشڪ اھو اسان جي چونڊيل ٻانھن مان آھي ف٦٤

اسْتَبَقَا الْبَابَ وَقَدَّتْ قَمِيْصَهٗ مِنْ دُبُرٍ وَّ اَلْفَيَا سَيِّدَهَا لَدَا

۽ ٻئي دروازي جي طرف ڊوڙيا ف٦٥ ۽ عورت ان جي قميص پٺيان کان ڦاڙي ڇڏي ۽ ٻنھي کي عورت جو مڙس ف٦٦ دروازي

الْبَابِ ؕ قَالَتْ مَا جَزَآءُ مَنْ اَرَادَ بِاَهْلِكَ سُوْٓءًا اِلَّآ اَنْ يُّسْجَنَ اَوْ

وٽ مليو ف٦٧ عورت چيو انھيءَ جي ڪھڙي سزا آھي جنھن تنھنجي زال سان برائي جو ارادو ڪيو ھجي ف٦٨ مگر ھيءَ تہ کيس قيد ۾ رکيو وڃي

عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿٢٥﴾ قَالَ هِيَ رَاوَدَتْنِيْ عَنْ نَّفْسِيْ وَشَهِدَ شَاهِدٌ

يا ڏکوئيندڙ مار ڏجيس . ف٦٩ (يوسف) چيو ھن تہ پاڻ مون کي لالچايو تہ جيئن مان پنھنجي حفاظت نہ ڪريان ف٧٠ عورت جي گھر وارن

مِّنْ اَهْلِهَا ۚ اِنْ كَانَ قَمِيْصُهٗ قُدَّ مِنْ قُبُلٍ فَصَدَقَتْ وَهُوَ

مان ھڪ شاھد ف٧١ شاھدي ڏني جيڪڏھن ان جي قميص اڳيان ڦاٽل آھي تہ عورت سچي آھي ۽ ان

مِنَ الْكٰذِبِيْنَ ﴿٢٦﴾ وَاِنْ كَانَ قَمِيْصُهٗ قُدَّ مِنْ دُبُرٍ فَكَذَبَتْ وَهُوَ

غلط چيو . ف٧٢ ۽ جيڪڏھن ان جي قميص پٺيان ڦاٽل آھي تہ پوءِ عورت ڪوڙي ۽

مِنَ الصّٰدِقِيْنَ ﴿٢٧﴾ فَلَمَّا رَاٰ قَمِيْصَهٗ قُدَّ مِنْ دُبُرٍ قَالَ اِنَّهٗ مِنْ

ھي سچو ف٧٣ . پوءِ جڏھن (عزيز) ان جي قميص پٺيان ڦاٽل ڏٺي ف٧٤ چيائين بيشڪ ھيءَ توھان

كَيْدِكُنَّ ؕ اِنَّ كَيْدَكُنَّ عَظِيْمٌ ﴿٢٨﴾ يُوْسُفُ اَعْرِضْ عَنْ هٰذَا ٜ

عورتن جي مڪاري آھي بيشڪ توھان جي مڪاري وڏي آھي . ف٧٥ اي يوسف تون اھو خيال نہ ڪر ف٧٦

وَاسْتَغْفِرِيْ لِذَنْۢبِكِ ۚۖ اِنَّكِ كُنْتِ مِنَ الْخٰطِـِٕيْنَ ﴿٢٩﴾ وَقَالَ نِسْوَةٌ

۽ اي عورت تون پنھنجي گناھ جي معافي گھر ف٧٧ بيشڪ تون خطاوارن مان آھين ف٧٨ ۽ شھر ۾ ڪن عورتن

ان قيمت تي خريد ڪيو ۽ پنھنجي گھر وٺي آيو ۽ ٻيا خريدارن جي مقابلي ۾ مات رھيا. ف٤٩ جنھن جو نالو زليخا ھو. ف٥٠ رھائش گاھ نفيس ھجي ، لباس ۽ کاڌ واعلى قسم جو ھجي . ف٥١ ۽ اھو اسان جي ڪمن ۾ پنھنجي تدبير ۽ دانائي سان اسان لاءِ نفعي وارو ۽ ڀلو مددگار ٿئي ۽ بادشاھي ۽ سلطنت جي معاملن جي سرانجام ڏيڻ ۾ اسان جي ڪم اچي ، ڇو تہ ھدايت جا نشان سندس چھري مان ظاھر آھن . ف٥٢ اھو تطفير ھن ڪري ڇيتران جي خوابن جو تعبير. ف٥٤ جواني پنھنجيءَ انتھائي پھتي ۽ عمر شريف ضحاڪ جي قول مطابق ويھن سالن ، سدي جي قول مطابق ٽيھن سالن ۽ ڪلبي جي قول مطابق ارڙھن ۽ ٽيھن سالن جي وچ ۾ ٿي . ف٥٥ يعني علم باعمل ۽ دين ۾ سمجھ عنايت ڪئي. ڪن عالمن چيو تہ حڪم مان درست قول ۽ علم مان تعبير خواب مراد آھي. ڪن چيو تہ علم حقيقي شين جو ڄاڻڻ ۽ حڪمت ، علم جي مطابق عمل ڪرڻ آھي. ف٥٦ يعني زليخا. ف٥٧ ۽ ان سان مشغول ٿي ان جي ناجائز خواھش کي پورو ڪري. زليخا جي گھر ۾ ھڪ ٻئي جي پويان ست دروازا ھئا. ان حضرت يوسف عليه السلام تي تہ اھا خواھش پيش ڪئي. ف٥٨ ڪلف ھڻي ڇڏيائين. ف٥٩ حضرت يوسف عليه السلام . ف٦٠ اھو مون کي ان برائي کان بچائي ، جنھن جي تون طلبگار آھين. مطلب ھيءُ ھو تہ اھو فعل حرام آھي ، مان ان ڏانھن وڃڻ وارو نہ آھيان . ف٦١ ان جو بدلو اھو نہ آھي تہ مان ان جي اھل ۾ خيانت ڪريان ، جيڪو ائين ڪري سو ظالم آھي. ف٦٢ مگر حضرت يوسف عليه السلام پنھنجي رب جو چيتو دليل ڏٺو ۽ ان فاسد ارادي کان محفوظ رھيو ۽ چيتو دليل نبوت جي عصمت آھي. الله تعالى نبين سڳورن جي پاڪ نفسن کي بري اخلاق ۽ خراب افعال کان پاڪ پيدا ڪيو آھي ۽ اخلاق شريفه طاھره مقدسہ تي انھن جي پيدائش فرمائي آھي. ان ڪري اھي ھر بري فعل کان پري رھن ٿا. ھڪ روايت ھي بہ آھي تہ جنھن وقت زليخا سندس پويان لڳي ، تنھن وقت پاڻ پنھنجي والد ماجد حضرت يعقوب عليه السلام کي ڏٺائين تہ آڱر مبارڪ ڏندن اقدس جي ھيٺان دبائي پري ھٽڻ جو اشارو فرمائي ٿو. ف٦٣ خيانت ۽ زنا کان محفوظ رکون. ف٦٤ جن کي اسان برگزيده ڪيو آھي ۽ جيڪي اسان جي عبادت ۾ اخلاص رکن ٿا. حاصل مقصد ؛ جڏھن زليخا سندس پويان پئي تہ حضرت يوسف عليه السلام ٣ وٺي ڀڳو ، ان کي پڪڙڻ لاءِ زليخا ان جي پٺيان ڀڳي . حضرت جنھن دروازي تي ع ٩ ١٣ تلف ڪلند و ڪرندو ٿي ويو ف٦٥ آخرڪار زليخا ، حضرت يوسف تائين پھچي ويئي ۽ ان سندس ڪڙتو پويان پڪڙي کيس ڇڪيو تہ جيئن نڪري نہ وڃي ، مگر پاڻ غالب اچي ويو. ف٦٦ يعني مصر جو عزيز. ف٦٧ جلدئي زليخا



پنھنجي پاڪدامني جو ظاھر ڪرڻ ۽ حضرت يوسف عليه السلام کي پنھنجي مڪر کان خوف وارو ڪرڻ جي لاءِ حيلو گھڙيو ۽ مڙس کي . ف٦٨ ايترو چئي کيس انديشو ٿيو تہ ڪٿي عزيز ڪاوڙ ۾ اچي حضرت يوسف عليه السلام جي قتل جي پويان نہ لڳي ۽ اھو زليخا جي سخت محبت ڪڏھن پسند ڪري سگھي پيئي ، تنھن ڪري اُن ھيءُ چيو. ف٦٩ يعني ان کي ڪوڙا لڳايا وڃن. جڏھن حضرت يوسف عليه السلام ڏٺو تہ زليخا اٿلندو مٿس الزام لڳائي ٿي ۽ سندس لاءِ قيد ۽ سزا جي صورت پيدا ڪري ٿي تہ پوءِ پاڻ پنھنجي پاڪدامنيءَ جو اظھار ۽ حقيقت حال جو بيان ضروري سمجھيائون . ف٧٠ يعني اھا مون کان بري فعل جي طلبگار ٿي. آئون ان کان انڪار ڪيو ۽ مان ڀڳس. عزيز چيو تہ اھا ڳالھ ڪيئن مڃي وڃي ؟ حضرت يوسف عليه السلام فرمايو تہ گھر ۾ ھڪ چئن مھينن جو ٻار ھو جيڪو زليخا جي مامي جو پٽ آھي ، ان کان معلوم ڪرڻ گھرجي. عزيز چيو تہ چئن مھينن جو ٻار ڇا ڄاڻي ۽ ڪيئن ڳالھائي. حضرت يوسف عليه السلام فرمايو تہ الله تعالى ان کي ڳالھائڻ جي طاقت ۽ اُن کان منھنجي بيگناھي جي شاھدي ادا ڪرائڻ تي قادر آھي. عزيز ان ٻار کان معلوم ڪيو. الله تعالى جي قدرت سان ان ٻار ڳالھايو ۽ ان حضرت يوسف عليه السلام جي تصديق ڪئي ۽ زليخا جي قول کي ڪوڙو ٻڌايو . جھڙي طرح الله تعالى فرمائي ٿو. ف٧١ يعني ان ٻار. ف٧٢ جو تہ اھا صورت ٻڌائي ٿي تہ حضرت يوسف عليه السلام اڳتي وڌيو ۽ زليخا ان کي روڪيو تہ پوءِ ڪڙتو اڳيان ڦاٽو. ف٧٣ ھن ڪري تہ اھو حال صاف ٻڌائي ٿو تہ حضرت يوسف عليه السلام ان کان پري پيو ۽ زليخا پٺيان چنبڙي پيئي ان ڪري ڪڙتو پٺيان ڦاٽو. ف٧٤ ۽ ڄاتائين ورتائين تہ حضرت يوسف عليه السلام سچو ۽ زليخا ڪوڙي آھي. ف٧٥ پوءِ حضرت يوسف عليه السلام جي طرف متوجہ ٿي عزيز ھن طرح معذرت ڪئي. ف٧٦ ۽ ان تي غم وارو نہ ٿي ، بيشڪ تون پاڪ آھين ۽ ھن ڪلام مان ھيءُ مطلب ھو تہ ان جو ڪنھن سان ذڪر نہ ڪر تہ جيئن چرچو نہ ٿئي عام مشھور نہ ٿي وڃي. فائدو : ان کان سواءِ بہ حضرت يوسف عليه السلام جي پاڪدامني جون تمام گھڻيون نشانيون موجود ھيون . ھڪ ھيءَ تہ ڪو شريف طبيعت انسان پنھنجي محسن سان اھڙي طرح خيانت جاري نہ ٿو رکي. حضرت يوسف عليه السلام اھڙي سٺي اخلاق ھوندي ڪھڙي طرح ايئن ڪري سگھي پيو. ٻيو ھيءَ تہ ڏسندڙن کيس ڇڏي ايندي ڏٺو ھو ۽ طالب جو اھو شان نہ ھوندو آھي ، اھو پويان ھوندو آھي. ڇڏيندو نہ آھي. ڇڏيندڙ اُھو آھي ، جيڪو ڪنھن ڳالھ تي مجبور ڪيو وڃي ۽ اُھو ان کي پسند نہ ڪري. ٽيون ھيءَ تہ عورت انتھا درجي جو سينگار ڪيو ھو ۽ اھا غير معمولي ھار ۽ سينگار جي حالت ۾ ھئي. ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ رغبت ۽ بند و بست صرف

فِى الْمَدِيْنَةِ امْرَاَتُ الْعَزِيْزِ تُرَاوِدُ فَتٰىهَا عَنْ نَّفْسِهٖ ۚ قَدْ شَغَفَهَا

۷۹ چيو جو عزيز جي زال پنهنجي نوجوان جي دل لالچائي ٿي ، بيشڪ ان جي محبت ان جي دل ۾ گهري ويئي

حُبًّا ؕ اِنَّا لَنَرٰىهَا فِىْ ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ ﴿۳۰﴾ فَلَمَّا سَمِعَتْ بِمَكْرِهِنَّ اَرْسَلَتْ

آهي اسان ته ان کي محبت ۾ بي اختيار ڏسون ٿيون ۸۰ جڏهن زليخا انهن جي اها چرپر ٻڌي ته انهن عورتن

اِلَيْهِنَّ وَاَعْتَدَتْ لَهُنَّ مُتَّكَاً وَّاٰتَتْ كُلَّ وَاحِدَةٍ مِّنْهُنَّ سِكِّيْنًا

کي سڏائي ورتائين ۸۱ ۽ انهن جي واسطي مسند تيار ڪرايائين ۸۲ ۽ انهن مان هر هڪ کي هڪ ڇري ڏنائين ۸۳

وَّقَالَتِ اخْرُجْ عَلَيْهِنَّ ۚ فَلَمَّا رَاَيْنَهٗۤ اَكْبَرْنَهٗ وَقَطَّعْنَ اَيْدِيَهُنَّ

۽ يوسف کي چيائين ته انهن وٽ نڪري اچ ۸۴ ۸۵ جڏهن عورتن يوسف کي ڏٺو ته ان جي وڏائي بيان ڪرڻ لڳيون ۸۶ ۽ پنهنجا

وَقُلْنَ حَاشَ لِلّٰهِ مَا هٰذَا بَشَرًا ؕ اِنْ هٰذَاۤ اِلَّا مَلَكٌ كَرِيْمٌ ﴿۳۱﴾ قَالَتْ

هٿ ڪٽي ويٺيون ۸۷ ۽ چوڻ لڳيون الله جي پاڪائي آهي هي ته بشر جي جنس مان نه آهي ۸۸ هي ته نه آهي مگر عزت وارو ملائڪ. زليخا

فَذٰلِكُنَّ الَّذِىْ لُمْتُنَّنِىْ فِيْهِ ؕ وَلَقَدْ رَاوَدْتُّهٗ عَنْ نَّفْسِهٖ

چيو هي ئي ته اهو آهي جنهن جا توهان مون کي طعنا ٿي ڏنا ۸۹ ۽ بيشڪ مان ان جي دل لالچائڻ ٿي گهري پر هن پاڻ کي بچايا

فَاسْتَعْصَمَ ؕ وَلَئِنْ لَّمْ يَفْعَلْ مَاۤ اٰمُرُهٗ لَيُسْجَنَنَّ وَلَيَكُوْنًا مِّنَ

ورتو ۹۰ ۽ بيشڪ جيڪڏهن ان اهو ڪم نه ڪيو جيڪو مان کيس چوان ٿي ته ضرور قيد ۾ پوندو ۽ ضرور خواري برداشت

الصّٰغِرِيْنَ ﴿۳۲﴾ قَالَ رَبِّ السِّجْنُ اَحَبُّ اِلَىَّ مِمَّا يَدْعُوْنَنِىْۤ اِلَيْهِ ۚ

ڪندو ۹۱ . يوسف عرض ڪيو اي منهنجا رب مون کي قيدخانو وڌيڪ پسند آهي ان ڪم کان جنهن جي طرف مون کي اهي سڏين

وَاِلَّا تَصْرِفْ عَنِّىْ كَيْدَهُنَّ اَصْبُ اِلَيْهِنَّ وَاَكُنْ مِّنَ الْجٰهِلِيْنَ ﴿۳۳﴾

ٿيون ، ۽ جيڪڏهن تون مون کان انهن جي سازش نه ٽاريندين ۹۲ ته مان انهن جي طرف مائل ٿي پوندس ۽ اڻ ڄاڻ بڻجي پوندس.

فَاسْتَجَابَ لَهٗ رَبُّهٗ فَصَرَفَ عَنْهُ كَيْدَهُنَّ ؕ اِنَّهٗ هُوَ السَّمِيْعُ

پوءِ سندس رب سندس دعا ٻڌي ۽ ان کان عورتن جي سازش ڦيرائي ڇڏيائين . بيشڪ اهو ٻڌندڙ ڄاڻندڙ

الْعَلِيْمُ ﴿۳۴﴾ ثُمَّ بَدَا لَهُمْ مِّنْۢ بَعْدِ مَا رَاَوُا الْاٰيٰتِ لَيَسْجُنُنَّهٗ حَتّٰى

آهي ۹۳ . پوءِ سمورين نشانين ڏسڻ کان پوءِ به انهن کي آخر مت اها آئي ته ان کي ضرور هڪ مدت تائين جيل ۾ وجهن.

حِيْنٍ ﴿۳۵﴾ ع وَدَخَلَ مَعَهُ السِّجْنَ فَتَيٰنِ ؕ قَالَ اَحَدُهُمَاۤ اِنِّىْۤ اَرٰىنِىْۤ

۹۴ ۽ ان سان گڏ قيدخاني ۾ ٻه جوان داخل ٿيا ۹۵ انهن مان هڪڙي ۹۶ چيو ته مون خواب ڏٺو آهي ته ۹۷

منزل ٣

ان جي طرف کان هو. چوٿون حضرت يوسف عليه السلام جي تقوىٰ ۽ پاڪائي، جا هڪ وڏي عرصي تائين ڏٺي ويئي هئي. ان سان سندس طرف اهڙي خراب امر جي نسبت ڪهڙي طرح به اعتبار جي قابل نه ٿي سگهي پيئي. پوءِ مصر جو عزيز زليخا جي طرف متوجه ٿي ڪري چوڻ لڳو. ۷۷ جو تو بي گناهه تي تهمت لڳائي ۷۸ مصر جي عزيز جيتوڻيڪ ان قصي کي گهڻو دٻايو، پر اها خبر لڪي نه سگهي ۽ ان جو چرچو اچا وڌيڪ مشهور ٿي ويو. ۷۹ يعني مصر جي معززن جي عورتن. ۸۰ جو ان پريشاني ۾ کيس پنهنجي ننگ وناموس ۽ پردي ۽ پاڪدامني جو لحاظ نه رهيو. ۸۱ يعني جڏهن ان ٻڌو ته مصر جي معززن جون عورتون کيس حضرت يوسف عليه السلام جي محبت تي ملامت ڪن ٿيون ته پوءِ ان گهريو ته اها پنهنجو عذر انهن کي ظاهر ڪري ڏيکاري. ان ڪري ان انهن جي دعوت ڪئي ۽ مصر جي معززن جي چاليهه عورتن کي دعوت ڏنائين . انهن ۾ اهي سموريون به هيون، جن ان تي ملامت ڪئي هئي. زليخا انهن عورتن کي گهڻي عزت ۽ آرام سان مهمان بڻايو. ۸۲ نهايت پرتڪلف، جن تي اُهي گهڻي عزت ۽ آرام سان ٽيڪ لڳائي ويٺيون ۽ دسترخوان وڇايا ويا ۽ قسم قسم جا کاڌا ۽ ميوا لڳايا ويا. ۸۳ ته جيئن کائڻ جي لاءِ ان سان گوشت ڪپين ۽ ميوا ڇلين ۸۴ کين عمدو لباس پهرائي، ان. ۸۵ پهريائين ته پاڻ ان کان انڪار ڪيائين پر جڏهن اصرار ۽ تاڪيد وڌيڪ ٿيو ته پوءِ ان جي مخالفت جي انديشي کان کيس اچڻو پيو. ۸۶ ڇو ته انهن ان جمالِ عالم افروز سان گڏ نبوت ۽ رسالت جا انوار، تواضع ۽ انڪساريءَ جا آثار، شاهانا هيبت ۽ اقتدار لذيذ طعامن ۽ سهڻين صورتن جي طرف کان بي نيازيءَ جو شان ڏٺو. تعجب ۾ پئجي ويون ۽ سندس عظمت ۽ هيبت دلين ۾ ويهجي ويئي ۽ حسن ۽ جمال اهڙو ڇو ڪير جو انهن عورتن کي خود فراموشي ٿي ويئي. ۸۷ ليمن جي بجاءِ ۽ دل يوسف عليه الصلوٰة والسلام سان ايئن مشغول ٿي جو هٿ ڪٽڻ جي تڪليف جو اصلاً احساس نه ٿيو. ۸۸ جو اهڙو حُسن ۽ جمال بشر ۾ ڏٺو ئي نه ويو آهي ۽ ان سان گڏ نفس جي هي پاڪائي، جو مصر جون عالي خاندان جميله پردي واريون ، نمونيٰ نمونيٰ جي نفيس لباسن ۽ زيورن سان سينگاريل سامهون موجود آهن ۽ پاڻ ڪنهن جي طرف به نظر نه ٿو فرمائي ۽ نه ڪنهن وڃهائي به ٿو. ۸۹ هاڻي توهان ڏسي ورتو ۽ توهان کي معلوم ٿي ويو ته منهنجي پريشاني ڪجهه تعجب ۽ ملامت جي قابل نه آهي. ۹۰ ۽ ڪنهن به طرح منهنجي طرف مائل نه ٿيو. ان تي مصري عورتن، حضرت يوسف عليه السلام کي چيو ته توهان زليخا جو چوڻ ميو. زليخا چيو. ۹۱ ۽ چورن قاتلن ۽ نافرمانن سان گڏ جيل ۾ رهندو، ڇو ته ان منهنجي دل ورتي ۽ منهنجي نافرماني ڪئي ۽ فراق جي تلوار سان منهنجو رت وهايائين ته پوءِ يوسف عليه السلام کي به خوشگوار کاڌو پيتو ۽ آرام جي ننډ سمهڻ حاصل نه ٿيندو. جيئن مان جدائيءَ جي تڪليفن ۾ مصيبتون برداشت ڪريان ٿي ۽ صدمن ۾ پريشاني سان وقت گذاريان ٿي. هي به ته ڪجهه تڪليف سهي. مون سان گڏ حرير ۾ شاهي پلنگ تي عيش پسند نه آهي ته پوءِ قيدخاني جي نشانن واري تڏي تي ننگي جسم کي ڏيکارڻ پسند ڪري. حضرت يوسف عليه السلام اهو ٻڌي مجلس مان اٿي ويو ۽ مصري عورتون ملامت ڪرڻ جي بهاني سان ٻاهر آيون ۽ هڪ هڪ سانڍس پنهنجي تمنائن ۽ مُرادن جو اظهار ڪيو. کيس انهن جو گفتگو گهڻو ناپسند ٿيو ته پوءِ بارگاهِ الاهيءَ ۾ (خازن، مدارڪ ۽ حسيني) . ۹۲ ۽ پنهنجي عصمت جي پناهه ۾ نه وٺندين. ۹۳ جڏهن حضرت يوسف عليه السلام کان اميد پوري ٿيڻ جي ڪا صورت نه ڏٺائون تڏهن مصري عورتن زليخا کي چيو ته هاڻي هيءُ مناسب معلوم ٿئي ٿو ته حضرت يوسف عليه السلام کي ٻه ٽي ڏينهن قيدخاني ۾ رکيو وڃي ته جيئن اتان جي محنت ۽ مشقت ڏسي مَن کيس نعمت ۽ راحت جو قدر ٿئي ۽ اهو تنهنجي درخواست قبول ڪري. زليخا ان راءِ کي مڃيو ۽ مصر جي عزيز کي چيائين ته مان ان عبري غلام جي سبب بدنام ٿي آهيان ۽ منهنجي طبيعت کانئس نفرت ڪرڻ لڳي آهي . مناسب هيءُ آهي ته کيس قيد ڪيو وڃي جيئن ماڻهو سمجهن ته اهو گنهگار آهي ۽ مان ملامت کان آزاد ٿيان. اها ڳالهه عزيز کي لڳي . ۹۴ اهڙيءَ طرح ان ايئن ڪيو ۽ کيس قيدخاني ۾ موڪلي ڏنائين. ۹۵ انهن مان هڪ نه مصري شاهِ اعظم وليد بن نزوان عمليقيءَ جي باورچي خاني جو مهتمم هو ۽ ٻيو ان جو ساقي. انهن ٻنهيءَ تي هي الزام هو ته انهن ٻنهي بادشاهه کي زهر ڏيڻ گهريو. تنهن جُرم ۾ ٻنهي قيد ڪيا ويا ۽ جڏهن حضرت يوسف عليه السلام قيدخاني ۾ داخل ٿيو، تڏهن پنهنجي علم جو اظهار شروع ڪيائين ۽ فرمايائين ته مان خوابن جي تعبير جو علم رکان ٿو. ۹۶ جيڪو بادشاهه جو ساقي هو. ۹۷ مان هڪ باغ ۾ آهيان، اتي هڪ انگور جي وَل ۾ ٽي گوشا پڪل لڳا پيا آهن. بادشاهه جو پيالو منهنجي هٿ ۾ آهي، مان انهن گوشن مان .

أَعْصِرُ خَمْرًا ۚ وَقَالَ الْآخَرُ إِنِّي أَرَانِي أَحْمِلُ فَوْقَ رَأْسِي خُبْزًا

مان شراب نپوڙيان ٿو ۽ ٻئي چيو ٩٨ مان خواب ڏٺو آهي ته منهنجي مٿي تي ڪجھ مانيون آهن

تَأْكُلُ الطَّيْرُ مِنْهُ ۖ نَبِّئْنَا بِتَأْوِيلِهِ ۖ إِنَّا نَرَاكَ مِنَ الْمُحْسِنِينَ ﴿٣٦﴾

جن مان پکي کائن ٿا، اسان کي ان جو تعبير ٻڌاءِ بيشڪ اسان اوهان کي نيڪوڪارن سون ٿا. ف٩٩

قَالَ لَا يَأْتِيكُمَا طَعَامٌ تُرْزَقَانِهِ إِلَّا نَبَّأْتُكُمَا بِتَأْوِيلِهِ قَبْلَ أَنْ

يوسف چيو ته توهان کي ملندڙ کاڌو توهان وٽ نه ايندو ان جي اچڻ کان اڳ ۾ مان توهان کي ان جو تعبير ٻڌائي

يَأْتِيَكُمَا ۚ ذَٰلِكُمَا مِمَّا عَلَّمَنِي رَبِّي ۚ إِنِّي تَرَكْتُ مِلَّةَ قَوْمٍ لَا

ڇڏيندس ف١٠٠ هي انهن علمن مان آهي جيڪو مون کي منهنجي رب سيکاريو آهي بيشڪ مون انهن ماڻهن جو دين نه ميو جيڪي الله

يُؤْمِنُونَ بِاللَّهِ وَهُمْ بِالْآخِرَةِ هُمْ كَافِرُونَ ﴿٣٧﴾ وَاتَّبَعْتُ مِلَّةَ

تي ايمان نه ٿا رکن ۽ اهي آخرت جا منڪر آهن. ۽ مون پنهنجي پيءُ ڏاڏن

آبَائِي إِبْرَاهِيمَ وَإِسْحَاقَ وَيَعْقُوبَ ۚ مَا كَانَ لَنَا أَنْ نُشْرِكَ

ابراهيم ۽ اسحاق ۽ يعقوب جو دين اختيار ڪيو ف١٠١ اسان کي حق نٿو پهچي جو ڪنهن شيءِ کي الله جو شريڪ

بِاللَّهِ مِنْ شَيْءٍ ۚ ذَٰلِكَ مِنْ فَضْلِ اللَّهِ عَلَيْنَا وَعَلَى النَّاسِ وَ

ناميون، هي ف١٠٢ الله جو هڪ فضل آهي اسان تي ۽ ماڻهن تي

لَٰكِنَّ أَكْثَرَ النَّاسِ لَا يَشْكُرُونَ ﴿٣٨﴾ يَا صَاحِبَيِ السِّجْنِ أَأَرْبَابٌ

پر اڪثر ماڻهو شڪر نه ٿا ڪن. ف١٠٣ منهنجي جيل جا ٻنهي دوسترچا جدا جدا

مُتَفَرِّقُونَ خَيْرٌ أَمِ اللَّهُ الْوَاحِدُ الْقَهَّارُ ﴿٣٩﴾ مَا تَعْبُدُونَ مِنْ

رب ف١٠٤ چڱا آهن يا هڪ الله جيڪو سمورن تي غالب ف١٠٥ آهي. توهان ان کان سواءِ نٿا پوڄيو

دُونِهِ إِلَّا أَسْمَاءً سَمَّيْتُمُوهَا أَنْتُمْ وَآبَاؤُكُمْ مَا أَنْزَلَ

مگر فقط نالا جيڪي توهان ۽ توهان جي ابن ڏاڏن گهڙيا آهن ف١٠٦ الله انهن بابت ڪا

اللَّهُ بِهَا مِنْ سُلْطَانٍ ۚ إِنِ الْحُكْمُ إِلَّا لِلَّهِ ۚ أَمَرَ أَلَّا تَعْبُدُوا

سند نازل نه ڪئي آهي حڪم ته فقط الله جو آهي، انهيءَ فرمايو ته الله کان سواءِ

إِلَّا إِيَّاهُ ۚ ذَٰلِكَ الدِّينُ الْقَيِّمُ وَلَٰكِنَّ أَكْثَرَ النَّاسِ

ڪنهن جي پوڄا نه ڪريو ف١٠٧ هيءُ سڌو دين آهي ف١٠٨ پر گهڻا ماڻهو



ف٩٨ يعني بورچي خاني جي مهتمم. ف٩٩ جيتوڻيڪ ڏينهن ۾ روزيدار رهو ٿا. ساري رات نماز ۾ گذاريو ٿا. جڏهن ڪو جيل ۾ بيمار ٿئي ٿو ته ان جي عيادت ڪريو ٿا، ان جي سار سنڀال ڪريو ٿا جڏهن ڪنهن تي تنگي ٿئي ٿي ته ان جي لاءِ ڪشادگيءَ جي واٽ ڪيو ٿا. حضرت يوسف عليه السلام سندن تعبير ڏيڻ کان اڳ پنهنجي معجزي جو اظهار ۽ توحيد جي دعوت شروع ڪري ڏني ۽ هيءَ ظاهر فرمائي ڇڏيائين ته علم ۾ سندن درجو ان کان وڌيڪ آهي، جيترو اُهي ماڻهو سندن نسبت اعتقاد رکن ٿا، ڇو ته تعبير جو علم گمان تي مبني آهي. ان ڪري پاڻ گهريائون ته انهن کي ظاهر فرمائي ڇڏڻ ته پاڻ غيب جي يقيني خبرن ڏيڻ جي قدرت رکن ٿا ۽ ان کان مخلوق عاجز آهي. جنهن کي الله تعالى غيبي علم عطا فرمايا هجن، ان وٽ خواب جو تعبير ڪهڙي وڏي ڳالهه آهي! ان وقت معجزي جو اظهار پاڻ ان ڪري فرمايائون ته انهن پنهنجي مان هڪ کي عنقريب ڦاهي چاڙهيو ويندو. تنهن ڪري پاڻ گهريائون ته ان کي ڪفر مان ڪڍي اسلام ۾ داخل ڪن ۽ جهنم کان بچائن. مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته جيڪڏهن عالم پنهنجي علمي منزلت جو هن لاءِ اظهار ڪري ته ماڻهو ڪانئس فائدو وٺن ته اهو جائز آهي (مدارڪ ۽ خازن). ف١٠٠ ان جو مقدار، ان جو رنگ، ان جي اچڻ جو وقت ۽ هيءَ ته توهان ڇا کاڌو يا ڪيترو کاڌو، ڪڏهن کاڌو. ف١٠١ حضرت يوسف عليه السلام پنهنجي معجزي جي اظهار فرمائڻ کان پوءِ هيءَ به ظاهر فرمائي ڇڏيو ته پاڻ نبوت جي خاندان مان آهن ۽ سندن ابا ڏاڏا نبي سڳورا آهن، جن جو دنيا ۾ اعلى مرتبو مشهور آهي. ان مان سندس مقصد هي هو ته ٻڌڻ وارا سندس دعوى قبول ڪن ۽ سندس هدايت کي قبول ڪن. ف١٠٢ توحيد اختيار ڪرڻ ۽ شرڪ کان بچڻ. ف١٠٣ الله جي عبادت نه ٿا ڪن ۽ مخلوق پرستي ڪن ٿا. ف١٠٤ جيئن بت پرستن ٺاهي رکيا آهن. ڪو سون جو، ڪو چانديءَ جو، ڪو ٽامي جو، ڪو لوهه جو، ڪو ڪاٺيءَ جو، ڪو پٿر جو، ڪو ڪنهن ٻيءَ شيءِ جو، ڪو ننڍو، ڪو وڏو، مگر سڀ جا سڀ بيڪار، نه نفعو ڏيئي سگهن، نه نقصان پهچائي سگهن، اهڙا ڪوڙا معبود. ف١٠٥ جو نه ڪو ان جو مٽ ٿي سگهي ٿو، نه ان جي حڪم ۾ دخل ڏيئي سگهي ٿو، نه ان جو ڪو شريڪ آهي نه مثل، سڀني تي ان جو حڪم جاري ۽ سڀئي ان جا ٻانها آهن. ف١٠٦ ۽ انهن جو نالو معبود رکيو اٿن، هن جي باوجود جو اهي بي حقيقت پٿر آهن. ف١٠٧ ڇو ته صرف اهوئي عبادت جي لائق آهي. ف١٠٨ جنهن تي دليل ۽ براهين قائم آهن.

لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿٤٠﴾ يٰصَاحِبَيِ السِّجْنِ اَمَّآ اَحَدُكُمَا فَيَسْقِيْ رَبَّهٗ

نه ٿا ڄاڻن. ف١٠٩ اي جيل جا ٻئي سائيو! توهان مان هڪ ته پنهنجي رب (بادشاه) کي شراب پياريندو

خَمْرًا ۚ وَاَمَّا الْاٰخَرُ فَيُصْلَبُ فَتَاْكُلُ الطَّيْرُ مِنْ رَّاْسِهٖ ؕ قُضِيَ

ف١١٠ رهيو ٻيو ف١١١ اهو ڦاسي چاڙهيو ويندو ته پکي ان جي مٿي مان کائيندا ف١١٢

الْاَمْرُ الَّذِيْ فِيْهِ تَسْتَفْتِيٰنِ ﴿٤١﴾ؕ وَقَالَ لِلَّذِيْ ظَنَّ اَنَّهٗ نَاجٍ

فيصلو ٿي چڪو ان ڳالهه جو جنهن جو اوهان سوال ٿي ڪيو. ف١١٣ يوسف چيو انهن ٻنهي مان انهيءَ کي جنهن جي ڇٽڻ جو

مِّنْهُمَا اذْكُرْنِيْ عِنْدَ رَبِّكَ ۫ فَاَنْسٰىهُ الشَّيْطٰنُ ذِكْرَ رَبِّهٖ فَلَبِثَ

گمان ڪيائين ته پنهنجي بادشاهه ف١١٤ وٽ منهنجي ڳالهه ڪجانءِ ف١١٥ پوءِ شيطان انهيءَ کان وساري ڇڏيو پنهنجي بادشاهه آڏو

فِي السِّجْنِ بِضْعَ سِنِيْنَ ﴿٤٢﴾ؑ وَقَالَ الْمَلِكُ اِنِّيْۤ اَرٰى سَبْعَ

يوسف جو ذڪر ڪرڻ تنهن ڪري يوسف ڪيترا سال جيل خاني ۾ رهيو ف١١٦ ۽ بادشاهه چيو ته مون خواب ۾ ڏٺيون ست متاريون

بَقَرٰتٍ سِمَانٍ يَّاْكُلُهُنَّ سَبْعٌ عِجَافٌ وَّسَبْعَ سُنْۢبُلٰتٍ خُضْرٍ وَّ

ڏٻيون جو انهن کي ست ڏٻريون ڏٻيون کائي پيون ۽ ست سنگ ساوا

اُخَرَ يٰبِسٰتٍ ؕ يٰۤاَيُّهَا الْمَلَاُ اَفْتُوْنِيْ فِيْ رُءْيَايَ اِنْ كُنْتُمْ

۽ ٻيا ست سڪل ف١١٧ اي درٻاريو منهنجي خواب جو جواب ڏيو، جيڪڏهن توهان کي خواب جي تعبير

لِلرُّءْيَا تَعْبُرُوْنَ ﴿٤٣﴾ قَالُوْۤا اَضْغَاثُ اَحْلَامٍ ۚ وَمَا نَحْنُ بِتَاْوِيْلِ

ايندي هجي. چوڻ لڳا پريشان خواب آهن ۽ اسان خواب جي تعبير

الْاَحْلَامِ بِعٰلِمِيْنَ ﴿٤٤﴾ وَقَالَ الَّذِيْ نَجَا مِنْهُمَا وَادَّكَرَ بَعْدَ

نه ٿا ڄاڻون. ۽ چيو انهيءَ جيڪو انهن ٻن مان ٻچي آيو هو ف١١٨ ۽ هڪ مدت کان پوءِ ان کي

اُمَّةٍ اَنَا اُنَبِّئُكُمْ بِتَاْوِيْلِهٖ فَاَرْسِلُوْنِ ﴿٤٥﴾ يُوْسُفُ اَيُّهَا الصِّدِّيْقُ

يادگيري آئي ف١١٩ مان توهان کي ان جي تعبير ٻڌائيندس پوءِ مون کي موڪليو ف١٢٠ اي يوسف اي سچا دوست

اَفْتِنَا فِيْ سَبْعِ بَقَرٰتٍ سِمَانٍ يَّاْكُلُهُنَّ سَبْعٌ عِجَافٌ وَّسَبْعِ

اسان کي تعبير ٻڌاءِ ستن متارين ڏٻين جي جن کي ست ڏٻريون کائي ٿيون ۽ ست

سُنْۢبُلٰتٍ خُضْرٍ وَّاُخَرَ يٰبِسٰتٍ ۙ لَّعَلِّيْۤ اَرْجِعُ اِلَى النَّاسِ

ساوا سنگ ۽ ٻيا ست سڪا ف١٢١ شايد مان ماڻهن جي طرف موٽي وڃان

ف١٠٩ توحيد ۽ عبادت الاهيءَ جي دعوت کان پوءِ حضرت يوسف عليه السلام خواب جي تعبير جي طرف توجه فرمايو ۽ ارشاد ڪيو.

ف١١٠ يعني بادشاهه جو ساقي ته پنهنجي عهدي تي بحال ڪيو ويندو ۽ اڳي وانگر بادشاهه کي شراب پياريندو ۽ ٽي گوشا جيڪي خواب ۾ بيان ڪيا ويا آهن. سي ٽي ڏينهن آهن، ايترائي ڏينهن قيدخاني ۾ رهندو، پوءِ بادشاهه کيس گهرائي وٺندو.

ف١١١ يعني ٻروچي خاني ۽ طعام جو مهتمم.

ف١١٢ حضرت ابن مسعود رضي الله تعالیٰ عنه فرمايو ته تعبير ٻڌي ٻنهي حضرت يوسف عليه السلام کي چيو ته اسان ڪجهه به نه ڏٺو، اسان ته مسخري ڪري رهيا هئاسين. حضرت يوسف عليه السلام فرمايو.

ف١١٣ جيڪو آءٌ چئي چڪو آهيان، سو ضرور واقع ٿيندو، توهان خواب ڏٺو هجي يا نه ڏٺو هجي، هاڻي اهو حڪم ٽري نه ٿو سگهي.

ع ٥ / ٧ / ١٥

ف١١٤ يعني ساقي کي.

ف١١٥ ۽ منهنجو حال بيان ڪجانءِ ته قيدخاني ۾ هڪ مظلوم بي گناهه قيد آهي ۽ سندس قيد کي هڪ زمانو گذري چڪو آهي.

ف١١٦ گهڻا مفسر هن طرف آهن ته ان واقعي کان پوءِ حضرت يوسف عليه السلام ست سال ٻيا قيد ۾ رهيو ۽ پنج سال اڳ ۾ رهي چڪو هو. ان مدت گذرڻ کان پوءِ جڏهن الله تعالیٰ کي حضرت يوسف جو قيد مان ڪڍڻ منظور ٿيو، تڏهن مصر جي شاهه اعظم ريان بن وليد هڪ عجيب خواب ڏٺو، جنهن کان ان کي گهڻي پريشاني ٿي ۽ ان ملڪ جي جادوگرن، پوڄارين ۽ تعبير ڏيندڙن کي گڏ ڪري انهن کي پنهنجو خواب بيان ڪيو.

ف١١٧ جيڪي ساون جي مٿان ويڙهجي ويا ۽ انهن ساون کي سڪائي ڇڏيو.

ف١١٨ يعني ساقي.

ف١١٩ حضرت يوسف عليه السلام ان کي فرمايو هو ته پنهنجي آقا جي اڳيان منهنجو ذڪر ڪجانءِ. ساقي چيو ته.

ف١٢٠ قيدخاني ۾ اتي خواب جي تعبير جو هڪ عالم آهي. پوءِ بادشاهه ان کي موڪليو. اهو قيدخاني ۾ پهچي ڪري حضرت يوسف عليه السلام جي خدمت ۾ عرض ڪرڻ لڳو.

ف١٢١ اهو خواب بادشاهه ڏٺو آهي ۽ ملڪ جا سمورا عالم ۽ حڪيم ان جي تعبير کان عاجز رهيا آهن. توهان ان جو تعبير ارشاد فرمايو.

لَعَلَّهُمْ يَعْلَمُونَ ﴿٤٦﴾ قَالَ تَزْرَعُونَ سَبْعَ سِنِينَ دَأَبًا ۚ فَمَا

شايد اهي واقف ٿين ف١٢٢ چيائين توهان پوک پوکيندؤ ست سال لڳاتار ف١٢٣ پوءِ جيڪي

حَصَدْتُّمْ فَذَرُوهُ فِي سُنْبُلِهِ إِلَّا قَلِيلًا مِّمَّا تَأْكُلُونَ ﴿٤٧﴾ ثُمَّ

لڻو ان کي انجي سنگ ۾ رهڻ ڏيو ف١٢٤ مگر ٿورو جيترو کائو . ف١٢٥ پوءِ ان کان

يَأْتِي مِنْ بَعْدِ ذَٰلِكَ سَبْعٌ شِدَادٌ يَأْكُلْنَ مَا قَدَّمْتُمْ

بعد ست سال تمام سخت ايندا ف١٢٦ جو کائي ويندا جيڪي توهان انهن جي واسطي اڳي گڏ ڪري رکيو هو

لَهُنَّ إِلَّا قَلِيلًا مِّمَّا تُحْصِنُونَ ﴿٤٨﴾ ثُمَّ يَأْتِي مِنْ بَعْدِ ذَٰلِكَ

ف١٢٧ مگر ٿورڙو جيڪي توهان بچائي ورتو. ف١٢٨ پوءِ ان کان بعد هڪ سال ايندو جنهن ۾

عَامٌ فِيهِ يُغَاثُ النَّاسُ وَفِيهِ يَعْصِرُونَ ﴿٤٩﴾ ع وَقَالَ الْمَلِكُ

ماڻهن جي واسطي برسات وسائي ويندي ۽ ان ۾ رس نچوڙيندا. ف١٢٩ ۽ بادشاهه چيو ته انهيءَ

ائْتُونِي بِهِ ۖ فَلَمَّا جَاءَهُ الرَّسُولُ قَالَ ارْجِعْ إِلَىٰ رَبِّكَ

کي مون وٽ وٺي اچو. پوءِ جڏهن ايلچي ان وٽ آيو ف١٣٠ چيائين ته پنهنجي بادشاهه وٽ موٽي وڃ

فَاسْأَلْهُ مَا بَالُ النِّسْوَةِ اللَّاتِي قَطَّعْنَ أَيْدِيَهُنَّ ۚ إِنَّ

پوءِ ان کان پڇا ڪر ف١٣١ انهن عورتن جو ڪهڙو حال آهي جن پنهنجا هٿ ڪپيا هيا . بيشڪ منهنجو

رَبِّي بِكَيْدِهِنَّ عَلِيمٌ ﴿٥٠﴾ قَالَ مَا خَطْبُكُنَّ إِذْ رَاوَدْتُّنَّ يُوسُفَ

رب انهن جي فريب کي خوب ڄاڻي ٿو ف١٣٢ بادشاهه چيو اي عورتو! توهان جو ڇا مطلب هو جڏهن توهان يوسف

عَنْ نَّفْسِهِ ۚ قُلْنَ حَاشَ لِلَّهِ مَا عَلِمْنَا عَلَيْهِ مِنْ سُوءٍ ۚ

جي دل لاڀائڻ گهري، چوڻ لڳيون الله جي پاڪائي آهي، اسان ان ۾ ڪا برائي نه ڏٺي

قَالَتِ امْرَأَتُ الْعَزِيزِ الْآنَ حَصْحَصَ الْحَقُّ أَنَا رَاوَدْتُّهُ

عزيز جي گهرواري چيو ف١٣٣ هاڻي حق (اصلي) ڳالهه ظاهر ٿي وئي مون ان جي دل

عَنْ نَّفْسِهِ وَإِنَّهُ لَمِنَ الصَّادِقِينَ ﴿٥١﴾ ذَٰلِكَ لِيَعْلَمَ أَنِّي

لاڀائڻ گهري هئي ۽ اهو بيشڪ سچو آهي . ف١٣٤ يوسف چيو اهو مون ان لاءِ ڪيو

لَمْ أَخُنْهُ بِالْغَيْبِ وَأَنَّ اللَّهَ لَا يَهْدِي كَيْدَ الْخَائِنِينَ ﴿٥٢﴾

جو عزيز کي معلوم ٿي وڃي ته مون سندس پرپٺ ساڻس خيانت نه ڪئي آهي ۽ الله دغاباز جي فريب کي هلڻ نه ڏيندو آهي

ف١٢٢ خواب جي تعبير کان ۽ توهان جي علم ۽ فضل ۽ مرتبت ۽ منزلت کي ڄاڻن ۽ توهان کي ان محنت کان آزاد ڪري پاڻ وٽ گهرائن. حضرت يوسف عليه السلام تعبير ڏنو ۽. ف١٢٣ ان زماني ۾ گهڻي پيداوار ٿيندي. ستن متارين ڍڳين ۽ ستن ساون سنگن مان انهيءَ جي طرف اشارو آهي . ف١٢٤ ته جيئن خراب نه ٿئي ۽ مصيبتن کان محفوظ رهي. ف١٢٥ انُ تان بُهه لاهيو ۽ ان کي صاف ڪريو. باقي کي ذخيرو بڻائي محفوظ رکي ڇڏيو. ف١٢٦ جن جي طرف ڏٻرين ڍڳين ۽ سُڪل سنگن ۾ اشارو آهي. ف١٢٧ ۽ ذخيرو ڪري ڇڏيو هو. ف١٢٨ ٻج لاءِ ته جيئن ان سان پوک ڪريو. ف١٢٩ انگورن جو ۽ ترن ۽ زيتون جو تيل ڪڍندا. اهو سال ڪثير الخير هوندو ۽ زمين سرسبز و شاداب (آباد) هوندي. وڻ سُنا ڦريا. حضرت يوسف عليه السلام کان اهو تعبير ٻڌي واپس ٿيو ۽ بادشاهه جي خدمت ۾ وڃي تعبير بيان ڪيائين. بادشاهه کي اهو تعبير گهڻو پسند آيو ۽ ان کي يقين ٿيو ته جيئن حضرت يوسف عليه السلام فرمايو آهي ضرور ائين ئي ٿيندو. بادشاهه کي شوق پيدا ٿيو ته ان خواب جو تعبير پاڻ حضرت يوسف عليه السلام جي زبان مبارڪ مان ٻڌي. ف١٣٠ ۽ ان حضرت يوسف عليه السلام جي خدمت ۾ بادشاهه جو پيغام عرض ڪيو ته پوءِ پاڻ. ف١٣١ يعني ان کي درخواست ڪر ته اهو پڇا ڪري ۽ تفتيش ڪري. ف١٣٢ پاڻ اهو هن ڪري فرمايائين ته بادشاهه جي اڳيان سندس پاڪدامني ۽ بيگناهي معلوم ٿي وڃي ۽ اهو ان کي معلوم ٿئي ته اهو ڊگهو قيد بي سبب ٿيو ته جيئن اڳتي حسد ڪندڙن کي ڏنگ هڻڻ جو موقعو نه ملي. مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته تهمت جي دفع ڪرڻ ۾ ڪوشش ڪرڻ ضروري آهي. هاڻي قاصد حضرت يوسف عليه السلام وٽان اهو پيغام وٺي بادشاهه جي خدمت ۾ پهتو. بادشاهه اهو ٻڌي عورتن کي عزيز جي گهرواري سميت گڏ ڪيو. ف١٣٣ زليخا. ف١٣٤ بادشاهه حضرت يوسف عليه السلام ڏانهن پيغام موڪليو ته عورتن توهان جي پاڪائي بيان ڪئي ۽ عزيز جي گهرواري پنهنجي گناهه جو اقرار ڪري ورتو. ان تي حضرت .

ع ٧ / ١٦

وَمَآ اُبَرِّئُ نَفْسِيْ ۚ اِنَّ النَّفْسَ لَاَمَّارَةٌۢ بِالسُّوْٓءِ اِلَّا مَا رَحِمَ
۽ مان پنهنجي نفس کي بي قصور نه ٿو چوان ف١٣٥ بيشڪ نفس برائي جو ڏاڍو حڪم ڏيندڙ آهي مگر جنهن تي منهنجي رب

رَبِّيْ ۭ اِنَّ رَبِّيْ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ۝٥٣ وَقَالَ الْمَلِكُ ائْتُوْنِيْ بِهٖٓ اَسْتَخْلِصْهُ
رحم فرمايو. ف١٣٦ بيشڪ منهنجو رب بخشيندڙ مهربان آهي. ۽ بادشاه چيو ته انهيءَ کي مون وٽ وٺي اچو ته مان کيس پنهنجي واسطي

لِنَفْسِيْ ۚ فَلَمَّا كَلَّمَهٗ قَالَ اِنَّكَ الْيَوْمَ لَدَيْنَا مَكِيْنٌ اَمِيْنٌ ۝٥٤
چونڊي ڇڏيندس ف١٣٨ پوءِ جڏهن ان سان ڳالهه ٻولهه ڪيائين ته چوڻ لڳو بيشڪ اڄ کان تون اسان وٽ معزز ۽ ڀروسي وارو آهين ف١٣٩ يوسف

قَالَ اجْعَلْنِيْ عَلٰي خَزَاۗىِٕنِ الْاَرْضِ ۚ اِنِّىْ حَفِيْظٌ عَلِيْمٌ ۝٥٥ وَكَذٰلِكَ
چيو ته مون کي زمين جي خزانن تي مقرر ڪر، بيشڪ مان حفاظت ۽ ڄاڻ وارو آهيان. ف١٤٠ اهڙيءَ طرح اسان

مَكَّنَّا لِيُوْسُفَ فِي الْاَرْضِ ۚ يَتَبَوَّاُ مِنْهَا حَيْثُ يَشَاۗءُ ۭ نُصِيْبُ
يوسف کي هن ملڪ تي طاقت بخشي ان ۾ جتي وڻيس رهي ف١٤١ اسان پنهنجي

بِرَحْمَتِنَا مَنْ نَّشَاۗءُ وَلَا نُضِيْعُ اَجْرَ الْمُحْسِنِيْنَ ۝٥٦ وَلَاَجْرُ
رحمت ف١٤٢ جنهن کي وڻي پهچايون ۽ اسان نيڪن جو اجر ضايع نه ڪندا آهيون. ۽ بيشڪ آخرت جو

الْاٰخِرَةِ خَيْرٌ لِّلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَكَانُوْا يَتَّقُوْنَ ۝٥٧ وَجَاۗءَ اِخْوَةُ
ثواب انهن لاءِ بهتر آهي ايمان وارن ۽ پرهيزگارن جي واسطي. ف١٤٣ يوسف جا ڀائر آيا

يُوْسُفَ فَدَخَلُوْا عَلَيْهِ فَعَرَفَهُمْ وَهُمْ لَهٗ مُنْكِرُوْنَ ۝٥٨ وَلَمَّا
ته وٽس حاضر ٿيا پوءِ يوسف انهن کي سڃاتو ف١٤٤ ورتو ۽ انهن کيس نه سڃاتو. ف١٤٥ ۽ جڏهن

جَهَّزَهُمْ بِجَهَازِهِمْ قَالَ ائْتُوْنِيْ بِاَخٍ لَّكُمْ مِّنْ اَبِيْكُمْ ۚ اَلَا
انهن جو سامان تيار ڪرائي ڏنائين ف١٤٦ چيائين ته پنهنجي ٻيئي پاءُ کي ف١٤٧ مون وٽ وٺي اچجو، ڇا توهان

تَرَوْنَ اَنِّىْٓ اُوْفِي الْكَيْلَ وَاَنَا خَيْرُ الْمُنْزِلِيْنَ ۝٥٩ فَاِنْ لَّمْ تَاْتُوْنِيْ
نه ٿا ڏسو ته مان پوري طرح ميئي ڏيان ٿو ف١٤٨ ۽ مان سڀني کان وڌيڪ مهمان نواز آهيان. پوءِ جيڪڏهن ان کي

بِهٖ فَلَا كَيْلَ لَكُمْ عِنْدِيْ وَلَا تَقْرَبُوْنِ ۝٦٠ قَالُوْا سَنُرَاوِدُ عَنْهُ
مون وٽ وٺي نه آيا ته توهان جي لاءِ مون وٽ ميئي ڏيڻ ڪونهي ۽ منهنجي ويجهو اچجو. چوڻ لڳا اسان ان جي پيءُ کان ان جي

اَبَاهُ وَاِنَّا لَفٰعِلُوْنَ ۝٦١ وَقَالَ لِفِتْيٰنِهِ اجْعَلُوْا بِضَاعَتَهُمْ فِيْ
گهر ڪنداسين ۽ اهو اسان کي ضرور ڪرڻو آهي. ۽ يوسف پنهنجي غلامن کي چيو ته انهن جي موڙي انهن جي خورجين ۾ رکي



ف١٣٥ زليخا جي اقرار ۽ اعتراف کان پوءِ حضرت يوسف عليه السلام جيڪو هيءُ فرمايو هو ته مان پنهنجي پاڪدامنيءَ جو اظهار هن ڪري ڪُهريو هو ته جيئن عزيز کي معلوم ٿي وڃي ته مان ان جي پرپٺ ان جي خيانت نه ڪئي آهي ۽ مان سندس اهل جي حُرمت خراب ڪرڻ کان پاسو ڪندڙ آهيان ۽ جيڪي الزام مون تي لڳايا ويا آهن، مان انهن کان پاڪ آهيان. ان کان پوءِ سندس خيال مبارڪ هن طرف ويو ته ان ۾ پنهنجي طرف پاڪائيءَ جي نسبت ۽ پنهنجي نيڪي جو بيان آهي، ائين نه ٿئي، جو ان ۾ خود بيني جو شان ۽ خود پسنديءَ جو شبهو به اچي انهيءَ ڪري الله تعاليٰ جي دربار ۾ تواضع ۽ انڪساريءَ سان عرض ڪيائين ته مان پنهنجي نفس کي بي ڏوهه نه ٿو ٻڌايان. مون کي پنهنجي بي گناهي تي ناز نه آهي ۽ مان گناه کان بچڻ کي پنهنجي نفس جي خوبي قرار نه ٿو ڏيان. نفس جي جنس جو اهو حال آهي جو. ف١٣٦ يعني پنهنجي جنهن مخصوص ٻانهي کي پنهنجي ڪرم سان معصوم ڪري. پوءِ ان جو برائين کان بچڻ الله تعاليٰ جي فضل ۽ رحمت سان آهي ۽ معصوم ڪرڻ به انهيءَ جو ڪرم آهي. ف١٣٧ جڏهن بادشاه کي حضرت يوسف عليه الصلوٰة والسلام جي علم ۽ امانت جو حال معلوم ٿيو ۽ اهو سندس سهڻي صبر، سهڻي ادب، قيد خاني وارن سان احسان، محنتن ۽ تڪليفن تي ثابتي استقلال رکڻ تي آگاهه ٿيو ته هن ان جي دل ۾ سندس گهڻوئي عظيم اعتقاد پيدا ٿيو. ف١٣٨ ۽ پنهنجو مخصوص بڻايان. اهڙيءَ طرح ان معززن جي هڪ جماعت بهترين سوارين، شاهاڻو لباس نفيس ۽ سامان کڻي قيد خاني ڏانهن موڪلي ته جيئن حضرت يوسف عليه السلام کي نهايت تعظيم ۽ تڪريم سان شاهي اڳڻ ۾ آڻن. انهن ماڻهن حضرت يوسف عليه السلام جي خدمت ۾ حاضر ٿي بادشاه جو پيغام عرض ڪيو، پاڻ قبول فرمايائين ۽ قيد خاني مان نڪرڻ وقت قيدين جي لاءِ دعا فرمايائين جڏهن قيد خاني مان ٻاهر تشريف آندائين ته ان جي دروازي تي لکيائين ته هي مصيبت جو گهر جيئرن جي قبر، دُشمنن جي گهٽ وڌ ڳالهائڻ ۽ سچن جي امتحان جي جاءِ آهي، پوءِ غسل فرمائي ۽ پوشاڪ پهري شاهي اڳڻ جي طرف روانو ٿيو. جڏهن قلعي جي دروازي تي پهتو، تڏهن فرمايائين منهنجو رب مون کي ڪافي آهي، ان جي پناه وڏي ۽ ان جي ثنا بلند ۽ ان کان سواءِ ڪو به معبود نه آهي. پوءِ قلعي ۾ داخل ٿيو ۽ بادشاه جي اڳيان پهتو ته هيءُ دعا گهريائين ته اي رب! تنهنجي فضل کان هن جي چڱائيءَ طلب ڪريان ٿو ۽ هن جي ۽ ٻين جي برائيءَ کان تنهنجي پناهه گهران ٿو. جڏهن بادشاه سان نظر ملي، تڏهن پاڻ عربيءَ ۾ سلام فرمايائين. بادشاه معلوم ڪيو ته اها ڪهڙي زبان آهي. فرمايائين هي منهنجي چاچي حضرت اسماعيل عليه السلام جي زبان آهي. وري پاڻ ان کي عبراني زبان ۾ دُعا ڪيائين. ان دريافت ڪيو ته هي ڪهڙي زبان آهي پاڻ فرمايائين هيءُ منهنجي والد جي زبان آهي. بادشاه اهي ٻئي زبانون سمجهي نه سگهيو هن جي باوجود، جو اهو ستر زبانون ڄاڻندڙ هو. پوءِ ان جنهن زبان ۾ گفتگو ڪئي، پاڻ انهيءَ زبان ۾ ان جو جواب ڏنائون. ان وقت سندس عُمر شريف ٽيهن سالن جي هئي. ان عمر ۾ اهڙا علمن جي ڪشادگي ڏسي بادشاه کي گهڻي عبرت ۽ حيرت ٿي ۽ کيس پنهنجي برابر جاءِ ڏنائين ف١٣٩ بادشاه درخواست ڪئي ته حضرت ان جي خواب جو تعبير پنهنجي زبان مبارڪ سان ٻڌائين. سڀوري ان خواب جي پوري تفصيل به ٻڌايو جنهن جنهن شان سان ان ڏٺو هو هن جي باوجود، جو ساڳئي اهو خواب پهريائين اجمالاً بيان ڪيو ويو هو. ان تي بادشاه کي گهڻو تعجب ٿيو چوڻ لڳو ته توهان منهنجو خواب هوبهو بيان فرمائي ڇڏيو. خواب ته عجيب هو، مگر توهان جو هن طرح بيان فرمائي ڇڏڻ ان کان به وڌيڪ عجيب تر آهي. هاڻي تعبير ارشاد ٿئي. پاڻ تعبير ارشاد فرمائڻ کان پوءِ ارشاد فرمايائين ته هاڻي هيءُ لازم آهي ته اناج گڏ ڪيا وڃن ۽ انهن سڪر جي سالن ۾ گهڻي پوک ڪرائي وڃي ۽ اناج سنگن سميت محفوظ رکيا وڃن ۽ رعيت جي پيداوار مان خُمس ورتو وڃي. ان سان جيڪو اناج گڏ ٿيندو، وهو مصر ۽ مصر جي آس پاس جي رهاڪن جي لاءِ ڪافي ٿيندو ۽ پوءِ خدا جي مخلوق هر طرف کان تو وٽ اناج خريد ڪرڻ ايندي ۽ تو وٽ ايترا مال ۽ خزانا گڏ ٿيندا، جيڪي تو کان اڳين لاءِ گڏ نه ٿيا. بادشاه چيو ته اهو انتظام ڪير سنڀاليندو؟ ف١٤٠ يعني پنهنجي بادشاهيءَ جا سمورا خزانا منهنجي حوالي ڪري ڇڏ. بادشاه چيو ته توهان کان وڌيڪ ان جو حقدار ٻيو ڪير ٿي سگهي ٿو ۽ ان ان کي منظور ڪيو. مسئلا:- حديثن ۾ امارت جي طلب جي ممانعت آئي آهي. ان جي هيءُ معنيٰ آهي ته جڏهن ملڪ ۾ حقدار موجود هجن ۽ احڪام الاهي جي اقامت ڪنهن هڪ شخص سان خاص نه هجي، ان وقت امارت طلب ڪرڻ مڪروه آهي، پر جڏهن هڪ ئي شخص حقدار هجي، تڏهن اُن کي احڪام الاهي جي اقامت لاءِ امارت طلب ڪرڻ جائز بلڪ واجب آهي ۽ حضرت يوسف عليه السلام انهيءَ حال ۾ هو، پاڻ رسول هو، امت جي مصلحتن جو عالم هو، هي ڄاڻيندڙ

رِحَالِهِمْ لَعَلَّهُمْ يَعْرِفُوْنَهَآ اِذَا انْقَلَبُوْٓا اِلٰٓى اَهْلِهِمْ لَعَلَّهُمْ

چڏيو ١٤٩ من اهي سڃاڻين جڏهن پنهنجي گهر ڏانهن موٽي وڃن ١٥٠ شايد اهي موٽي

يَرْجِعُوْنَ ﴿٦٢﴾ فَلَمَّا رَجَعُوْٓا اِلٰٓى اَبِيْهِمْ قَالُوْا يٰٓاَبَانَا مُنِعَ مِنَّا الْكَيْلُ

اچن . پوءِ جڏهن اهي پنهنجي پيءُ ڏانهن موٽي ويا چيائون ١٥١ اسان جا بابا! اسان کي اَن ڏيڻ کان انڪار ڪيو ويو آهي

فَاَرْسِلْ مَعَنَآ اَخَانَا نَكْتَلْ وَاِنَّا لَهٗ لَحٰفِظُوْنَ ﴿٦٣﴾ قَالَ هَلْ

١٥٢ پوءِ اسان جي ڀاءُ کي اسان سان گڏ موڪلي ڏيو ته اسان اَن وٺي اچون ۽ اسان ضرور سندس حفاظت ڪنداسون. چيائين ڇا

اٰمَنُكُمْ عَلَيْهِ اِلَّا كَمَآ اَمِنْتُكُمْ عَلٰٓى اَخِيْهِ مِنْ قَبْلُ ۭ فَاللّٰهُ

ان جي باري ۾ توهان تي ايئن ئي اعتبار ڪريان جيئن اڳي ان جي ڀاءُ جي باري ۾ ڪيو هوم ١٥٣ پوءِ الله ئي

خَيْرٌ حٰفِظًا ۠ وَّهُوَ اَرْحَمُ الرّٰحِمِيْنَ ﴿٦٤﴾ وَلَمَّا فَتَحُوْا مَتَاعَهُمْ

سڀني کان بهتر نگهبان ۽ هر مهربان کان وڌيڪ مهربان آهي. ۽ جڏهن انهن پنهنجو سامان کوليو ته

وَجَدُوْا بِضَاعَتَهُمْ رُدَّتْ اِلَيْهِمْ ۭ قَالُوْا يٰٓاَبَانَا مَا نَبْغِيْ ۭ هٰذِهٖ

انهن ڏٺو ته سندن موڙي کين واپس ڏني وئي آهي چوڻ لڳا بابا اسان کي ٻيو ڇا گهرجي هيءَ آهي اسان جي

بِضَاعَتُنَا رُدَّتْ اِلَيْنَا ۚ وَنَمِيْرُ اَهْلَنَا وَنَحْفَظُ اَخَانَا وَنَزْدَادُ كَيْلَ

موڙي جيڪا اسان کي موٽائي ڏني وئي ۽ اسان پنهنجي گهر جي واسطي اناج آڻيون ۽ پنهنجي ڀاءُ جي حفاظت ڪريون ۽ هڪ

بَعِيْرٍ ۭ ذٰلِكَ كَيْلٌ يَّسِيْرٌ ﴿٦٥﴾ قَالَ لَنْ اُرْسِلَهٗ مَعَكُمْ حَتّٰى تُؤْتُوْنِ

اُٺ جو بار به وڌيڪ حاصل ڪريون هي ٿيا بادشاه اڳيان ڪجهه نه آهي ١٥٤ چيائين مان ان کي توهان سان هرگز نه موڪليندس جيستائين

مَوْثِقًا مِّنَ اللّٰهِ لَتَاْتُنَّنِيْ بِهٖٓ اِلَّآ اَنْ يُّحَاطَ بِكُمْ ۚ فَلَمَّآ اٰتَوْهُ

توهان مون کي الله جو عهد نه ڏيو ١٥٥ ته توهان هن کي واپس ضرور آڻيندؤ سواءِ هن جي ته توهان ئي گهيري وڃو ١٥٦ پوءِ جڏهن

مَوْثِقَهُمْ قَالَ اللّٰهُ عَلٰي مَا نَقُوْلُ وَكِيْلٌ ﴿٦٦﴾ وَقَالَ يٰبَنِيَّ

انهن يعقوب کي عهد ڏنو ته ان چيو ١٥٧ ته الله جو ذمو آهي انهن ڳالهين تي جيڪي اسان چئي رهيا آهيون ۽ چيائين اي منهنجا پٽو ١٥٨

لَا تَدْخُلُوْا مِنْۢ بَابٍ وَّاحِدٍ وَّادْخُلُوْا مِنْ اَبْوَابٍ مُّتَفَرِّقَةٍ ۭ

هڪ ئي دروازي مان داخل نه ٿجو ۽ جدا جدا دروازن مان وڃجو ١٥٩

وَمَآ اُغْنِيْ عَنْكُمْ مِّنَ اللّٰهِ مِنْ شَيْءٍ ۭ اِنِ الْحُكْمُ اِلَّا لِلّٰهِ ۭ عَلَيْهِ

مان توهان کي الله کان بچائي نٿو سگهان ١٦٠ حڪم ته سمورو الله جو ئي آهي ، مون انهيءَ تي

اسان شام جا رهاڪو آهيون ، جنهن مصيبت ۾ دنيا مبتلا آهي ، تنهن ۾ اسان به آهيون ، توهان کان اناج خريد ڪرڻ آيا آهيون ، پاڻ فرمايائون توهان جاسوس ته نه آهيو. انهن چيو اسان الله تعالىٰ جو قسم کڻون ٿا ته اسان جاسوس نه آهيون ، اسان سڀ ڀائر آهيون ، هڪ ئي پيءُ جي اولاد آهيون . اسان جو والد وڏو بزرگ معمر صديق آهي ۽ ان جو اسم مبارڪ حضرت يعقوب آهي ، اهو الله تعالىٰ جو نبي آهي. پاڻ فرمايائون توهان گهڻا ڀائر آهيو؟ چوڻ لڳا ته ٻارهن هئاسي ته اسان ٻارهن ، مگر اسان جو هڪ ڀاءُ اسان سان گڏ جهنگ ۾ هليو هو ، هلاڪ ٿي ويو ۽ اهو اسان سيني کان والد صاحب کي پيارو هو . فرمايائين هاڻي توهان ڪيترا آهيو؟ عرض ڪيائون ڏهه . فرمايائين ، ٻارهون ڪٿي آهي؟ چيائون اهو والد صاحب وٽ آهي ، ڇو ته جيڪو هلاڪ ٿي ويو اهو ان جو حقيقي ڀاءُ هو ، هاڻي والد صاحب کي انهيءَ سان ڪجهه تسلي ملي ٿي. حضرت يوسف عليه السلام انهن ڀائرن جي تمام گهڻي عزت ڪئي ۽ گهڻي خاطر تواضع ۽ مهمان نوازي سان انهن جي ميزباني ڪئي. ١٤٦ هر هڪ کي اُٺ پري ڏنائين ۽ سفر جو سامان پڻ ڏنائين. ١٤٧ يعني بنيامين. ١٤٨ ان کي پاڻ سان گڏ وٺي اچو ، هڪ اُٺ اناج جو ان جي حصي ۾ اچيا وڌيڪ ڏيندس .

١٤٩ جيڪو انهن قيمت ۾ ڏنو هو ، ته جيئن اهي جڏهن پنهنجو سامان کولين ته ڏهن پنهنجو مال کين ملي وڃي ۽ ڏڪر جي وقت ڪم اچي ۽ مخفي طرح سان وٽن پهچي ته جيئن کين وٺڻ ۾ شرم به نه اچي ۽ اهو ڪرم ۽ احسان ٻيهر اچڻ جي لاءِ سندن رغبت جو سبب بڻجي.

١٥٠ ۽ ان جو واپس ڪرڻ ضروري سمجهن .

١٥١ ۽ بادشاه جي سهڻي سلوڪ ۽ سندس احسان جو ذڪر ڪيائون ۽ چيائون ته ان اسان جي اها عزت ۽ تڪريم ڪئي جو جيڪڏهن ڪو توهان جي اولاد مان هجي ها ته به ايئن نه ڪري سگهي ها. فرمايائين هاڻي جيڪڏهن توهان مصر جي بادشاه ڏانهن وڃو ته ڪيس منهنجي طرفان سلام پهچائجو ۽ چئجو ته اسان جو والد تنهنجي حق ۾ تنهنجي ان سلوڪ جي سبب کان دعا ڪري ٿو.

١٥٢ جيڪڏهن توهان اسان جو ڀاءُ بنيامين نه موڪليندؤ ته اناج نه ملندو.

١٥٣ ان وقت به توهان حفاظت جو ذمو کنيو هو.

١٥٤ جو ته انهيءَ اَن کان وڌيڪ احسان ڪيا آهن.

١٥٥ يعني الله تعالىٰ جو قسم نه کڻو.

١٥٦ ۽ ان کي وٺي اچڻ توهان جي طاقت کان ٻاهر ٿي وڃي.



١٥٧ حضرت يعقوب عليه السلام. ١٥٨ مصر ۾. ١٥٩ ته جيئن خراب نظر کان محفوظ رهو. بخاري ۽ مسلم جي حديث ۾ آهي ته نظر حق آهي. پهرئين ڀيري حضرت يعقوب عليه السلام اهو نه فرمايو هو ، هن ڪري ته ان وقت تائين ڪو هي نه ڄاڻند وهو ته اهي سڀ ڀائر آهن ۽ هڪ پيءُ جو اولاد آهن ، پر جڏهن ته هاڻي سڃاڻپ ٿي چڪا هئا تنهن ڪري نظر لڳڻ جو احتمال هو. ان ڪري پاڻ الڳ الڳ ٿي اچڻ (داخل ٿيڻ) جو حڪم ڏنائين. هن مان معلوم ٿيو ته آفتن ۽ مصيبتن کان بچڻ لاءِ تدبير ۽ مناسب احتياط نبين سڳورن جو طريقو آهي ۽ ان سان گڏ ئي پاڻ امر الله جي حوالي ڪري ڇڏيائين ته احتياطن جي باوجود توڪل ۽ اعتماد الله تعالىٰ تي آهي ۽ پنهنجي تدبير تي ڀروسو نه آهي. ١٦٠ يعني جيڪو مقدر آهي ، تنهن کي تدبير سان ٽاري نٿو سگهجي.

تَوَكَّلْتُ وَعَلَيْهِ فَلْيَتَوَكَّلِ الْمُتَوَكِّلُونَ ﴿٦٧﴾ وَلَمَّا دَخَلُوا مِنْ حَيْثُ

ڀروسو ڪيو ۽ ڀروسو ڪندڙن کي انهيءَ تي ئي ڀروسو ڪرڻ گهرجي ۽ جڏهن اهي داخل ٿيا جتان انهن جي

أَمَرَهُمْ أَبُوهُمْ ۖ مَا كَانَ يُغْنِي عَنْهُمْ مِنَ اللَّهِ مِنْ شَيْءٍ إِلَّا حَاجَةً

پيءُ حڪم ڏنو هو[١٦١] اهو انهن کي الله کان ڪجهه بچائي نه ٿي سگهيو هائو يعقوب جي دل جي هڪ خواهش

فِي نَفْسِ يَعْقُوبَ قَضَاهَا ۚ وَإِنَّهُ لَذُو عِلْمٍ لِمَا عَلَّمْنَاهُ وَلَٰكِنَّ أَكْثَرَ

هئي جيڪا ان پوري ڪئي ۽ بيشڪ اهو علم وارو آهي اسان جي سيکارڻ سان مگر اڪثر

النَّاسِ لَا يَعْلَمُونَ ﴿٦٨﴾ وَلَمَّا دَخَلُوا عَلَىٰ يُوسُفَ آوَىٰ إِلَيْهِ أَخَاهُ

ماڻهو نٿا ڄاڻن.[١٦٢] ۽ جڏهن اهي يوسف وٽ ويا[١٦٣] ته ان پنهنجي ڀاءُ کي پاڻ وٽ

قَالَ إِنِّي أَنَا أَخُوكَ فَلَا تَبْتَئِسْ بِمَا كَانُوا يَعْمَلُونَ ﴿٦٩﴾ فَلَمَّا جَهَّزَهُمْ

جاءِ ڏني[١٦٤] چيائينس يقين ڪر ته مان ئي تنهنجو ڀاءُ آهيان[١٦٥] پوءِ تون پريشان نه ٿيءُ ان تي جو ڪجهه اهي ڪن ٿا[١٦٦]

بِجَهَازِهِمْ جَعَلَ السِّقَايَةَ فِي رَحْلِ أَخِيهِ ثُمَّ أَذَّنَ مُؤَذِّنٌ

پوءِ جڏهن انهن جو سامان تيار ڪرايائين[١٦٧] پيالو پنهنجي ڀاءُ جي ڪجائي ۾ رکي ڇڏيائين[١٦٨] پوءِ هڪ سڏڻ واري سڏ ڪيو

أَيَّتُهَا الْعِيرُ إِنَّكُمْ لَسَارِقُونَ ﴿٧٠﴾ قَالُوا وَأَقْبَلُوا عَلَيْهِمْ مَاذَا تَفْقِدُونَ

ته اي قافلي وارؤ بيشڪ توهان چور آهيو. ۽ انهن جي طرف متوجه ٿيندي چيائون توهان کي ڇا

قَالُوا نَفْقِدُ صُوَاعَ الْمَلِكِ وَلِمَنْ جَاءَ بِهِ حِمْلُ بَعِيرٍ وَأَنَا بِهِ

نٿو لڀي. چيائون اسان بادشاهه جو ٺپيو وڃايو آهي ۽ جيڪو ان کي آڻيندو ان لاءِ هڪ اٺ جيترو بار آهي

زَعِيمٌ ﴿٧٢﴾ قَالُوا تَاللَّهِ لَقَدْ عَلِمْتُمْ مَا جِئْنَا لِنُفْسِدَ فِي الْأَرْضِ

۽ مان ان جو ضامن آهيان. چيائون الله جو قسم توهان کي خوب معلوم آهي ته اسان زمين ۾ فساد ڪرڻ نه آيا آهيون

وَمَا كُنَّا سَارِقِينَ ﴿٧٣﴾ قَالُوا فَمَا جَزَاؤُهُ إِنْ كُنْتُمْ كَاذِبِينَ ﴿٧٤﴾ قَالُوا

۽ نه اسان چور آهيون. چيائون پوءِ ان جي ڪهڙي سزا آهي جيڪڏهن توهان ڪوڙا هجو.[١٦٩] چيائون ان جي

جَزَاؤُهُ مَنْ وُجِدَ فِي رَحْلِهِ فَهُوَ جَزَاؤُهُ ۚ كَذَٰلِكَ نَجْزِي

سزا هيءَ آهي ته جنهن جي سامان ۾ ملي اهو ئي ان جي بدلي ۾ غلام ٿئي.[١٧٠] اسان وٽ ظالمن جي

الظَّالِمِينَ ﴿٧٥﴾ فَبَدَأَ بِأَوْعِيَتِهِمْ قَبْلَ وِعَاءِ أَخِيهِ ثُمَّ اسْتَخْرَجَهَا

اهائي سزا آهي[١٧١] پوءِ پهريائين انهن جي خرزينن کان تلاش شروع ڪيائين پنهنجي ڀاءُ[١٧٢] جي خرزين کان اڳ ۾ پوءِ



ف[١٦١] يعني شهر جي مختلف دروازن کان ته انهن جو متفرق ٿي داخل ٿين.

ف[١٦٢] جيڪو الله تعالىٰ پنهنجي خاص ٻانهن کي علم ڏئي ٿو.

ف[١٦٣] ۽ انهن چيو ته اسان توهان وٽ پنهنجي ڀاءُ بنيامين کي آندو آهي، حضرت يوسف عليه السلام فرمايو ته تمام سٺو ڪيو. پوءِ انهن کي عزت سان مهمان بنايائين ۽ هر ٻاءِ ۾ دسترخوان وڇايا ويا ۽ هر دسترخوان تي ٻن ٻن کي وهاريو ويو. بنيامين اڪيلو رهجي ويو ته اهو روئي ويٺو ۽ چوڻ لڳو ته جيڪر منهنجو ڀاءُ يوسف (عليه السلام) جيئرو هجي ها ته مون کي به پاڻ سان گڏ ويهاري ها. حضرت يوسف عليه السلام فرمايو ته توهان جو هڪ ڀاءُ اڪيلو رهجي ويو ۽ پاڻ بنيامين کي پنهنجي دسترخوان تي ويهاريائين.

ف[١٦٤] فرمايائين ته تنهنجي هلاڪ ٿيل ڀاءُ جي جاءِ تي مان تنهنجو ڀاءُ ٿي وڃان ته ڇا! تون پسند ڪندين؟ بنيامين چيو ته توهان جهڙو ڀاءُ ڪنهن کي حاصل ٿئي. پر يعقوب (عليه السلام جو فرزند ۽ راحيل (حضرت يوسف عليه السلام جي ماءُ) جو نورِ نظر ٿيڻ توهان کي ڪيئن حاصل ٿي سگهي ٿو؟ حضرت يوسف عليه السلام روئي ويٺو ۽ بنيامين کي ڀاڪر ۾ ڪيائين ۽.

ف[١٦٥] يوسف (عليه السلام).

ف[١٦٦] بيشڪ الله اسان تي احسان ڪيو ۽ اسان کي چڱائي سان گڏ جمع فرمايو ۽ هاڻي ان راز جو ڀائرن کي اطلاع نه ڏجان ۽. اهو ٻڌي بنيامين گهڻي خوشي کان بي خود ٿي ويو ۽ حضرت يوسف عليه السلام کي چوڻ لڳو، هاڻي مان توکان جدا نه ٿيندس. پاڻ فرمايائين والد صاحب کي منهنجي جدائي جو ته گهڻو غم پهچي چڪو آهي، جيڪڏهن توکي به مان روڪي ڇڏيو ته ويتر ڪيس وڏيڪ غم ٿيندو. ان کان علاوه روڪڻ جو هن کان سواءِ ٻيو ڪو طريقو به نه آهي ته تنهنجي طرف ڪا غير پسنديده ڳالهه منسوب ٿئي. بنيامين چيو ان ۾ ڪو مضائقو نه آهي.

ف[١٦٧] ۽ هر هڪ کي اٺ جو بار اناج ڏيئي ڇڏيائين ۽ هڪ اٺ جو بار بنيامين جي نالي جو خاص ڪري ڇڏيائين.

ف[١٦٨] جيڪو بادشاهه جي پاڻي پيئڻ لاءِ سون جي جواهرن سان سينگاريل هو ۽ ان وقت ان کان اناج ماپڻ جو ڪم ورتو ويندو هو. اهو پيالو بنيامين جي ڪجائي ۾ رکيو ويو ۽ قافلو ڪنعان جي ارادي سان روانو ٿي ويو. جڏهن شهر کان ٻاهر وڃي پهتو ته ڀانڊن جي ڪارڪنن کي معلوم ٿيو ته پيالو نه آهي. انهن جي خيال ۾ هيءُ آيو ته اهو قافلي وارا کڻي ويا انهن اُن جي ڳولا لاءِ ماڻهو موڪليا.

ف[١٦٩] ان ڳالهه ۾ ته پيالو توهان وٽان نڪري.

ف[١٧٠] ۽ حضرت يعقوب عليه السلام جي شريعت ۾ چوري جي اهائي سزا مقرر رهئي. اهڙيءَ طرح انهن چيو ته.

ف[١٧١] پوءِ اهو قافلو مصر آندو ويو ۽ انهن صاحبن کي حضرت يوسف عليه السلام جي دربار ۾ حاضر ڪيو ويو.

ف[١٧٢] يعني بنيامين.

مِنْ وِّعَاۤءِ اَخِيْهِ ؕ كَذٰلِكَ كِدْنَا لِيُوْسُفَ ؕ مَا كَانَ لِيَاْخُذَ

ان کي پنهنجي ڀاءُ جي خرزين مان ڪڍيائين ف١٧٣ اسان يوسف کي اها تدبير ٻڌائي ف١٧٤ بادشاهي قانون ۾ ان کي حق نه ٿي پهتو

اَخَاهُ فِيْ دِيْنِ الْمَلِكِ اِلَّاۤ اَنْ يَّشَاۤءَ اللّٰهُ ؕ نَرْفَعُ دَرَجٰتٍ مَّنْ

جو پنهنجي ڀاءُ کي هٿ ڪري سگهي ف١٧٥ مگر هيءَ ته خدا گهري ف١٧٦ اسان جنهن کي وڻي ڪيئي درجا بلند ڪريون ف١٧٧ ۽ هر

نَّشَاۤءُ ؕ وَفَوْقَ كُلِّ ذِيْ عِلْمٍ عَلِيْمٌ ﴿۷۶﴾ قَالُوْۤا اِنْ يَّسْرِقْ فَقَدْ سَرَقَ

علم واري کان مٿي هڪ علم وارو آهي ف١٧٨ ڀائرن چيو جيڪڏهن هي چوري ڪري ته ف١٧٩ بيشڪ هن کان اڳ ان جو

اَخٌ لَّهٗ مِنْ قَبْلُ ۚ فَاَسَرَّهَا يُوْسُفُ فِيْ نَفْسِهٖ وَلَمْ يُبْدِهَا لَهُمْ ۚ

ڀاءُ چوري ڪري چڪو آهي ف١٨٠ يوسف اها ڳالهه پنهنجي دل ۾ رکي ۽ انهن تي ظاهر نه ڪئي، دل ۾ چيائين

قَالَ اَنْتُمْ شَرٌّ مَّكَانًا ۚ وَاللّٰهُ اَعْلَمُ بِمَا تَصِفُوْنَ ﴿۷۷﴾ قَالُوْا يٰۤاَيُّهَا الْعَزِيْزُ

توهان بدتر آهيو ازروءِ جاءِ جي ف١٨١ الله خوب ڄاڻي ٿو جيڪي ڳالهيون توهان ٺاهيو ٿا. چيائون اي عزيز هن جو پيءُ

اِنَّ لَهٗۤ اَبًا شَيْخًا كَبِيْرًا فَخُذْ اَحَدَنَا مَكَانَهٗ ۚ اِنَّا نَرٰىكَ مِنَ الْمُحْسِنِيْنَ ﴿۷۸﴾

آهي پوڙهو وڏو ف١٨٢ پوءِ اسان مان هڪڙي کي ان جي جاءِ تي وٺ بيشڪ اسان تنهنجا احسان ڏسي رهيا آهيون.

قَالَ مَعَاذَ اللّٰهِ اَنْ نَّاْخُذَ اِلَّا مَنْ وَّجَدْنَا مَتَاعَنَا عِنْدَهٗۤ ۙ اِنَّاۤ اِذًا

چيائين ف١٨٣ الله جي پناهه جو اسان وٺون سواءِ انهيءَ جي جنهن وٽ اسان جو مال مليو ف١٨٤ تڏهن ته

لَّظٰلِمُوْنَ ﴿۷۹﴾ فَلَمَّا اسْتَيْـَٔسُوْا مِنْهُ خَلَصُوْا نَجِيًّا ؕ قَالَ كَبِيْرُهُمْ

اسان ظالم هونداسي. پوءِ جڏهن ان کان نااميد ٿيا ته جدا وڃي ڪن ۾ ڳالهيون ڪرڻ لڳا. انهن جي وڏي ڀاءُ

اَلَمْ تَعْلَمُوْۤا اَنَّ اَبَاكُمْ قَدْ اَخَذَ عَلَيْكُمْ مَّوْثِقًا مِّنَ اللّٰهِ وَمِنْ

چيو ڇا توهان کي خبر نه آهي ته توهان جي پيءُ توهان کان الله جو عهد ورتو هو ۽ ان کان اڳ

قَبْلُ مَا فَرَّطْتُّمْ فِيْ يُوْسُفَ ۚ فَلَنْ اَبْرَحَ الْاَرْضَ حَتّٰى يَاْذَنَ

۾ توهان يوسف جي باري ۾ ڪيڏي نه وڏي ڪوتاهي ڪئي، تنهنڪري مان هتان پري نه ٿيندس ايستائين جو منهنجو پيءُ ف١٨٥

لِيْۤ اَبِيْۤ اَوْ يَحْكُمَ اللّٰهُ لِيْ ۚ وَهُوَ خَيْرُ الْحٰكِمِيْنَ ﴿۸۰﴾ اِرْجِعُوْۤا اِلٰۤى اَبِيْكُمْ

اجازت نه ڏئي يا الله منهنجي واسطي حڪم فرمائي ف١٨٦ ۽ ان جو حڪم سڀ کان بهتر آهي. پنهنجي پيءُ وٽ موٽي وڃو

فَقُوْلُوْا يٰۤاَبَانَاۤ اِنَّ ابْنَكَ سَرَقَ ۚ وَمَا شَهِدْنَاۤ اِلَّا بِمَا عَلِمْنَا وَمَا

پوءِ عرض ڪجو ته بابا بيشڪ اوهان جي پٽ چوري ڪئي ف١٨٧ اسان ته ايتري ڳالهه جا شاهد ٿيا سين جيتري اسان جي ڄاڻ هئي

ف١٧٣ يعني بنيامين جي خرزين مان پيالو ڪڍيائين.

ف١٧٤ پنهنجي ڀاءُ جي وٺڻ جي - ان معاملي ۾ ڀائرن کان پڇا ڪري ته جيئن اهي حضرت يعقوب عليه السلام جي شريعت جو حڪم ٻڌائن جنهن سان ڀاءُ ملي سگهي.

ف١٧٥ ڇو ته مصر جي بادشاهه جي قانون ۾ چوري جي سزا مارڻ ۽ ٻيڻو مال وٺڻ مقرر هئي.

ف١٧٦ يعني اها ڳالهه خدا جي مشيت سان ٿي - ان جي دل ۾ وڌائين ته سزا ڀائرن کان معلوم ڪري ۽ انهن جي دل ۾ وڌائين ته اهي پنهنجي سنت جي مطابق جواب ڏين.

ف١٧٧ علم ۾ جيئن - حضرت يوسف عليه السلام جا درجا بلند فرمايا.

ف١٧٨ حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته هر عالم جي مٿان ان کان وڌيڪ علم رکڻ وارو عالم ٿيندو آهي، ايستائين جو اهو سلسلو الله تعالیٰ تائين پهچندو آهي. ان جو علم سڀني جي علم کان مٿانهون آهي.

مسئلو:- هن آيت مان ثابت ٿيو ته حضرت يوسف عليه السلام جا ڀائر عالم هئا ۽ حضرت يوسف عليه السلام ڪانئن وڌيڪ عالم هو، جڏهن پيالو بنيامين جي سامان مان نڪتو، تڏهن ڀائر شرمنده ٿيا ۽ انهن ڪنڌ جهڪايا ۽. ف١٧٩ يعني سامان مان پيالي نڪرڻ سان سامان واري جي چوري ڪرڻ يقيني نه آهي. پر جيڪڏهن اهو فعل ان جو هجي.

ف١٨٠ يعني حضرت يوسف عليه السلام ۽ جنهن کي انهن چوري قرار ڏيئي حضرت يوسف عليه السلام جي طرف منسوب ڪيو. اهو واقعو هي هو ته حضرت يوسف عليه السلام جي ناني جو هڪ بت هو، جنهن کي اهي پوڄيندا هئا. حضرت يوسف عليه السلام ماٺ سان اهو بت ورتو ۽ ان کي ڀڃي رستي ۾ پليتي اندر اڇلائي ڇڏيو. اها حقيقت ۾ چوري نه هئي، بت پرستي جو ختم ڪرڻ هو. ڀائرن جو هن ذڪر سان هي دعویٰ هئي ته اسان ماڻهو بنيامين جا ويڳا ڀائر آهيون، اهو فعل هجي ته پوءِ شايد بنيامين جو هجي، نه اسان جي ان ۾ شرڪت، نه اسان کي ان جو اطلاع.

ف١٨١ ان کان جنهن جي طرف چوري جي نسبت ڪريو ٿا، ڇو ته چوري جي نسبت حضرت يوسف عليه السلام جي طرف ته غلط آهي. اهو فعل ته شرڪ کي باطل ڪرڻ ۽ عبادت هو ۽ توهان جيڪي يوسف سان ڪيو سي وڏيون زيادتيون آهن.

ف١٨٢ اُن سان محبت رکي ٿو ۽ ان سان ان جي دل جي تسلي آهي.



ف١٨٣ حضرت يوسف عليه السلام. ف١٨٤ ڇو ته توهان جي فيصلي سان اسان انهيءَ کي وٺڻ جا حقدار آهيون، جنهن جي ڪجائي ۾ اسان جو مال مليو، جيڪڏهن اسان ان جي بجاءِ ٻئي کي وٺون. ف١٨٥ منهنجي واپس اچڻ جي. ف١٨٦ منهنجي ڀاءُ کي ڇوٽڪارو ڏي يا ان کي ڇڏي توهان سان گڏ هلڻ جو. ف١٨٧ يعني ان جي طرف چوري جي نسبت ڪئي ويئي.

كُنَّا لِلْغَيْبِ حٰفِظِيْنَ ﴿٨١﴾ وَسْـَٔلِ الْقَرْيَةَ الَّتِيْ كُنَّا فِيْهَا وَالْعِيْرَ

ف۱۸۸ ۽ اسان غيب جا نگهبان نه هئاسين. ف۱۸۹ ۽ هن ڳوٺ وارن کان پڇو جنهن ۾ اسان هئاسين ۽ ان قافلي کان

الَّتِيْٓ اَقْبَلْنَا فِيْهَا ؕ وَاِنَّا لَصٰدِقُوْنَ ﴿٨٢﴾ قَالَ بَلْ سَوَّلَتْ لَكُمْ

جنهن ۾ اسان آيا سين، ۽ بيشڪ اسان سچا آهيون. ف۱۹۰ چيائين ف۱۹۱ توهان جي نفس توهان کي ڪجهه حيلو

اَنْفُسُكُمْ اَمْرًا ؕ فَصَبْرٌ جَمِيْلٌ ؕ عَسَى اللّٰهُ اَنْ يَّاْتِيَنِيْ بِهِمْ

ناهي ڏنو آهي، پوءِ صبر چڱو آهي قريب آهي جو الله انهن سڀني کي مون سان آڻي

جَمِيْعًا ؕ اِنَّهٗ هُوَ الْعَلِيْمُ الْحَكِيْمُ ﴿٨٣﴾ وَتَوَلّٰى عَنْهُمْ وَقَالَ يٰٓاَسَفٰى

ملائي ف۱۹۲ بيشڪ اهو علم ۽ حڪمت وارو آهي. ۽ انهن کان منهن موڙيائين ف۱۹۳ ۽ چيائين هاءِ افسوس

عَلٰى يُوْسُفَ وَابْيَضَّتْ عَيْنٰهُ مِنَ الْحُزْنِ فَهُوَ كَظِيْمٌ ﴿٨٤﴾

يوسف جي جدائي تي ۽ ان جون اکيون غم کان سفيد ٿي ويون ف۱۹۴ ۽ اهو ڪاوڙ کائيندو رهيو.

قَالُوْا تَاللّٰهِ تَفْتَؤُا تَذْكُرُ يُوْسُفَ حَتّٰى تَكُوْنَ حَرَضًا اَوْ

چيائون ف۱۹۵ الله جو قسم توهان هميشه يوسف کي ياد ڪندا رهندؤ ايستائين جو قبر جي ڪناري کي پهچو

تَكُوْنَ مِنَ الْهٰلِكِيْنَ ﴿٨٥﴾ قَالَ اِنَّمَآ اَشْكُوْا بَثِّيْ وَحُزْنِيْٓ اِلَى اللّٰهِ

يا حياتي پار ڪري وڃو. چيائين مان ته پنهنجي پريشاني ۽ غم جي فرياد الله کي ڪندو آهيان

وَاَعْلَمُ مِنَ اللّٰهِ مَا لَا تَعْلَمُوْنَ ﴿٨٦﴾ يٰبَنِيَّ اذْهَبُوْا فَتَحَسَّسُوْا

ف۱۹۶ ۽ مون کي الله جا اهي شان معلوم آهن جن جي توهان کي ڄاڻ ناهي ف۱۹۷ اي پٽئو وڃو يوسف ۽ سندس

مِنْ يُّوْسُفَ وَاَخِيْهِ وَلَا تَايْـَٔسُوْا مِنْ رَّوْحِ اللّٰهِ ؕ اِنَّهٗ لَا يَايْـَٔسُ

ڀاءُ جو پتو ڪيو ۽ الله جي رحمت کان مايوس نه ٿيو بيشڪ الله جي رحمت کان

مِنْ رَّوْحِ اللّٰهِ اِلَّا الْقَوْمُ الْكٰفِرُوْنَ ﴿٨٧﴾ فَلَمَّا دَخَلُوْا عَلَيْهِ قَالُوْا

ڪافر ئي نا اميد ٿيندا آهن. ف۱۹۸ پوءِ جڏهن اهي يوسف وٽ پهتا چيائونس

يٰٓاَيُّهَا الْعَزِيْزُ مَسَّنَا وَاَهْلَنَا الضُّرُّ وَجِئْنَا بِبِضَاعَةٍ مُّزْجٰىةٍ فَاَوْفِ

اي عزيز اسان کي ۽ اسان جي گهر وارن کي سخت تڪليف پهتي آهي ف۱۹۹ ۽ اسان ٿوري قدر موڙي کڻي آيا آهيون ف۲۰۰

لَنَا الْكَيْلَ وَتَصَدَّقْ عَلَيْنَا ؕ اِنَّ اللّٰهَ يَجْزِي الْمُتَصَدِّقِيْنَ ﴿٨٨﴾

پوءِ اسان کي پورو ماپ ڏي ف۲۰۱ ۽ اسان تي خيرات ڪر ف۲۰۲ بيشڪ الله خيرات وارن کي صلو ڏيندو آهي.

ف۱۸۸ ته پيالو ان جي ڪجائي مان نڪتو.

ف۱۸۹ ۽ اسان کي خبر نه هئي ته اها صورت پيش ايندي. حال جي حقيقت الله تعالىٰ ئي ڄاڻي ٿو ته ڇا آهي ۽ پيالو ڪهڙي طرح بنيامين جي سامان مان نڪتو.

ف۱۹۰ پوءِ اهي ماڻهو پنهنجي والد وٽ واپس آيا ۽ سفر ۾ جيڪي ڪجهه پيش آيو هو، تنهن جي خبر ڏنائون ۽ وڏي ڀاءُ جيڪي ڪجهه ... يو هو، سو سڀ والد کي عرض ڪيائون.

ف۱۹۱ حضرت يعقوب عليه السلام چيو ته چوري جي نسبت بنيامين جي طرف غلط آهي ۽ چوري جي سزا غلام بڻائڻ، اهو ڪو ڇا ڄاڻي جيڪڏهن توهان فتوىٰ نه ڏيو ها ۽ توهان کي نه ٻڌائي ها ته پوءِ.

ف۱۹۲ يعني حضرت يوسف عليه السلام کي ۽ ان جي ٻنهي ڀائرن کي.

ف۱۹۳ حضرت يعقوب عليه السلام بنيامين جي خبر ٻڌي ۽ اچا سندس ڏک ... انتها کي پهچي ويو.

ف۱۹۴ روئيندي روئيندي اکين جي ڪارائڻ جو رنگ ويندو رهيو ۽ بينائي ڪمزور ٿي وئي. حسن رضي الله تعالىٰ عنه چيو ته حضرت يوسف عليه السلام جي جدائي ۾ حضرت يعقوب عليه السلام اسي سال روئيندو رهيو ۽ دوستن جي غم ۾ روئڻ، جيڪو تڪلف ۽ ڏيکاءُ کان نه هجي ۽ ان سان گڏ الله تعالىٰ جي شڪايت ۽ بي صبري نه لڏي وڃي رحمت آهي. غم جي انهن ڏينهن ۾ حضرت يعقوب عليه السلام جي زبان مبارڪ تي ڪڏهن ڪو بي صبري جو ڪلمو نه آيو.

ف۱۹۵ يوسف جي ڀائرن پنهنجي والد کي.

ف۱۹۶ توهان کي پاڪنهن ٻئي کي نه.

ف۱۹۷ هن مان معلوم ٿئي ٿو ته حضرت يعقوب عليه الصلوٰة والسلام ڄاڻندو هو ته يوسف عليه السلام جيئرو آهي ۽ ان سان ملڻ جي اميد رکندو هو ۽ هي ڄاڻندو هو ته ان جو خواب حق آهي ۽ ضرور واقع ٿيندو. هڪ روايت هي به آهي ته پاڻ ملڪ الموت کان معلوم ڪيائين ته تو منهنجي پٽ جو روح قبض ڪيو آهي. ان عرض ڪيو نه. هن مان به ڪيس حياتي جو اطمينان ٿيو ۽ پاڻ پنهنجن فرزندن کي فرمايائين.

ف۱۹۸ اهو ٽيون ڀيرو حضرت يوسف عليه السلام جا ڀائر وري مصر جي طرف روانا ٿيا.

ف۱۹۹ يعني تنگي ۽ بک جي سختي ۽ جسمن جو ڪمزور ٿي وڃڻ.

ف۲۰۰ ردي ۽ کوٽي. جنهن کي ڪو سوداگر مال جي قيمت ۾ قبول نه ڪري. اهي چند کوٽا درهم هئا ۽ گهر جي سامان جون چند پراڻيون سڙيل شيون. ف۲۰۱ جيئن ڪرڻ پئسن سان ڏيندا هيؤ. ف۲۰۲ ناقص موڙي قبول ڪري.

قَالَ هَلْ عَلِمْتُمْ مَّا فَعَلْتُمْ بِيُوْسُفَ وَاَخِيْهِ اِذْ اَنْتُمْ جٰهِلُوْنَ ﴿۸۹﴾

ف۲۰۳ چيائين ڪجهه خبر اٿوَ توهان يوسف ۽ ان جي ڀاءُ سان ڇا ڪيو هو جڏهن توهان نادان هئا. ف۲۰۴

قَالُوْٓا ءَاِنَّكَ لَاَنْتَ يُوْسُفُ ۭ قَالَ اَنَا يُوْسُفُ وَهٰذَآ اَخِيْ ۡ قَدْ

چيائون ڇا سچ پچ تون ئي يوسف آهين، چيائين مان يوسف ۽ هي منهنجو ڀاءُ آهي، بيشڪ الله

مَنَّ اللّٰهُ عَلَيْنَا ۭ اِنَّهٗ مَنْ يَّتَّقِ وَيَصْبِرْ فَاِنَّ اللّٰهَ لَا يُضِيْعُ اَجْرَ

اسان تي احسان ڪيو ف۲۰۵ بيشڪ جيڪو پرهيزگاري ۽ صبر اختيار ڪري پوءِ بيشڪ الله نيڪن جو اجر وڃائيندو

الْمُحْسِنِيْنَ ﴿۹۰﴾ قَالُوْا تَاللّٰهِ لَقَدْ اٰثَرَكَ اللّٰهُ عَلَيْنَا وَاِنْ كُنَّا

نه آهي ف۲۰۶. چيائون خدا جو قسم بيشڪ الله توهان کي اسان تي فضيلت ڏني ۽ بيشڪ اسان خطاوار هياسي

لَخٰطِـــِٕيْنَ ﴿۹۱﴾ قَالَ لَا تَثْرِيْبَ عَلَيْكُمُ الْيَوْمَ ۭ يَغْفِرُ اللّٰهُ لَكُمْ ۡ وَهُوَ

ف۲۰۷. چيائين اڄ ف۲۰۸ توهان تي ڪا ملامت نه آهي الله توهان کي معاف ڪري ۽ اهو سڀني کان

اَرْحَمُ الرّٰحِمِيْنَ ﴿۹۲﴾ اِذْهَبُوْا بِقَمِيْصِيْ هٰذَا فَاَلْقُوْهُ عَلٰي وَجْهِ

مهربانن کان وڌيڪ مهربان آهي ف۲۰۹ منهنجي هيءَ قميص کڻي وڃو ف۲۱۰ ان کي منهنجي پيءُ جي منهن تي وجهو

اَبِيْ يَاْتِ بَصِيْرًا ۚ وَاْتُوْنِيْ بِاَهْلِكُمْ اَجْمَعِيْنَ ﴿۹۳﴾ وَلَمَّا فَصَلَتِ

ته ان جون اکيون نور واريون ٿي وينديون ۽ پنهنجي سڀني گهروارن کي مون وٽ وٺي اچو. جڏهن قافلو مصر کان ٻاهر

الْعِيْرُ قَالَ اَبُوْهُمْ اِنِّىْ لَاَجِدُ رِيْحَ يُوْسُفَ لَوْلَآ اَنْ تُفَنِّدُوْنِ ﴿۹۴﴾

نڪتو ف۲۱۱ ته انهن جي پيءُ ف۲۱۲ چيو بيشڪ مان يوسف جي خوشبوءِ لهان ٿو جيڪڏهن مون کي هي نه چئو ته هوش وڃايل آهيان

قَالُوْا تَاللّٰهِ اِنَّكَ لَفِيْ ضَلٰلِكَ الْقَدِيْمِ ﴿۹۵﴾ فَلَمَّآ اَنْ جَاۗءَ الْبَشِيْرُ

پٽن چيو خدا جو قسم توهان پنهنجي انهيءَ پراڻي بي اختياري ۾ آهيو ف۲۱۳ پوءِ جڏهن خوشخبري ٻڌائيندڙ آيو ف۲۱۴

اَلْقٰىهُ عَلٰي وَجْهِهٖ فَارْتَدَّ بَصِيْرًا ۚ قَالَ اَلَمْ اَقُلْ لَّكُمْ ڔ اِنِّىْٓ اَعْلَمُ

ان اها قميص يعقوب جي منهن تي رکي ان وقت سندس اکيون ٿي ويون، چيائين مان توهان کي چيو نه هو ته مون کي الله جا اهي

مِنَ اللّٰهِ مَا لَا تَعْلَمُوْنَ ﴿۹۶﴾ قَالُوْا يٰٓاَبَانَا اسْتَغْفِرْ لَنَا ذُنُوْبَنَآ اِنَّا

شان معلوم آهن جيڪي توهان نٿا ڄاڻو ف۲۱۵. چيائون اي اسان جا بابا اسان جي گناهن جي معافي طلب ڪر

كُنَّا خٰطِـــِٕيْنَ ﴿۹۷﴾ قَالَ سَوْفَ اَسْتَغْفِرُ لَكُمْ رَبِّيْ ۭ اِنَّهٗ هُوَ الْغَفُوْرُ

بيشڪ اسان خطاوار آهيون چيائين جلد مان توهان جي بخشش پنهنجي رب کان گهرندس، بيشڪ اهو ئي بخشڻهار



ف۲۰۳ انهن جو اهو حال ٻڌي حضرت يوسف عليه السلام تي گريه طاري ٿيو موتين وانگر چمڪندڙ ڳوڙها اکين مان جاري ٿي ويا ۽.

ف۲۰۴ يعني حضرت يوسف عليه السلام کي مارڻ، کوهه ۾ ڪيرائڻ، وڪڻڻ والد کان جدا ڪرڻ ۽ ان کان پوءِ ان جي ڀاءُ کي تنگ رکڻ، پريشان ڪرڻ توهان کي ياد آهي ۽ اهو فرمائيندي حضرت يوسف عليه السلام کي تبسم اچي ويو ۽ انهن سندس موتي جهڙن ڏندن جو حُسن ڏٺو ته سڃاتو ته هي ته جمالِ يوسفيءَ جو شان آهي.

ف۲۰۵ اسان کي جدائي کان پوءِ سلامتيءَ سان ملايو ۽ دنيا ۽ دين جي نعمتن سان سرفراز فرمايو.

ف۲۰۶ حضرت يوسف عليه السلام جي ڀائرن عذرخواهي جي طريقي سان.

ف۲۰۷ انهيءَ جو نتيجو آهي نه الله تعاليٰ توهان کي عزت ڏني، بادشاهه بڻايو ۽ اسان کي مسڪين ڪري توهان جي سامهون آندو.

ف۲۰۸ جيتوڻيڪ ملامت ڪرڻ جو ڏينهن آهي، مگر منهنجي طرف کان.

ف۲۰۹ ان کان پوءِ حضرت يوسف عليه السلام کانئن پنهنجي والد ماجد جو حال دريافت ڪيو، انهن چيو، توهان جي جدائي جي غم ۾ روئيندي روئيندي سندس بينائي بحال نه رهي اٿس. پاڻ فرمايائين.

ع ۱۰ ۱۴

ف۲۱۰ جيڪو منهنجي والد ماجد تعويذ نا هي منهنجي ڳچيءَ ۾ وڌو هو.

ف۲۱۱ ۽ ڪنعان جي طرف روانو ٿيو.

ف۲۱۲ پنهنجن پوٽن ۽ پاڙيوارن کي.

ف۲۱۳ جو ته اهي هن گمان ۾ هئا ته هاڻي حضرت يوسف (عليه السلام) ڪٿي ان جي وفات به ٿي چڪي هوندي.

ف۲۱۴ لشڪر جي اڳيان اڳيان اهو حضرت يوسف عليه السلام جو ڀاءُ يهودا هو. ان چيو ته حضرت يعقوب عليه السلام وٽ رت ڀريل قميص به مان ئي کڻي ويو هيس ۽ کيس مان ئي چيو هو ته يوسف (عليه السلام) کي بگهڙ کائي ويو. مان ئي ان کي غمگين ڪيو هو. اڄ ڪُڙتو به مان ئي پيش ڪندس ۽ حضرت يوسف عليه السلام جي حياتي جي فرحت انگيز خبر به مان ئي ٻڌائيندس. پوءِ يهودا مٿي ۽ پيرين اگهاڙو ڪُڙتو کڻي اسي فرسنگ ڊوڙندو آيو، رستي ۾ کائڻ لاءِ ست مانيون پاڻ سان کنيون هئائين. شوق جي ڪثرت جو هي عالم هو جو رستي ۾ انهن ستن مانين کي به کائي پورو ڪري نه سگهيو.

ف۲۱۵ حضرت يعقوب عليه السلام پڇيو ته يوسف عليه السلام ڪيئن آهي؟ يهودا عرض ڪيو حضور اهو مصر جو بادشاهه آهي. فرمايائين مان بادشاهي کي ڇا ڪريان، هيءُ ٻڌاءِ ته ڪهڙي دين تي آهي؟ عرض ڪيائين دينِ اسلام تي. فرمايائين الحمدلله! الله تعاليٰ جي نعمت پوري ٿي، حضرت يوسف عليه السلام جي ڀائرن.

الرَّحِيۡمُ ﴿٩٨﴾ فَلَمَّا دَخَلُوۡا عَلٰى يُوۡسُفَ اٰوٰٓى اِلَيۡهِ اَبَوَيۡهِ وَقَالَ

مهربان آهي. پوءِ جڏهن اهي يوسف وٽ پهتا ته ان پنهنجي ماءُ (٢١٦) ۽ پيءُ (٢١٧) کي پاڻ وٽ جاءِ ڏني ۽ چيائين

ادۡخُلُوۡا مِصۡرَ اِنۡ شَآءَ اللّٰهُ اٰمِنِيۡنَ ﴿٩٩﴾ وَرَفَعَ اَبَوَيۡهِ عَلَى الۡعَرۡشِ

مصر ۾ (٢١٨) داخل ٿيو امن سان جيڪڏهن الله گهري. ۽ پنهنجي ماءُ پيءُ (٢١٩) کي تخت تي ويهاريائين

وَخَرُّوۡا لَهٗ سُجَّدًا ۚ وَقَالَ يٰۤاَبَتِ هٰذَا تَاۡوِيۡلُ رُءۡيَاىَ مِنۡ

۽ سمورا (٢٢٠) ان جي واسطي سجدي ۾ ڪري پيا (٢٢١) ۽ يوسف چيو اي منهنجا بابا هيءَ آهي منهنجي اڳين خواب جي تعبير

قَبۡلُ قَدۡ جَعَلَهَا رَبِّىۡ حَقًّا ؕ وَقَدۡ اَحۡسَنَ بِىۡۤ اِذۡ اَخۡرَجَنِىۡ

(٢٢٢) بيشڪ منهنجي رب ان کي سچو ڪري ڏيکاريو ۽ بيشڪ ان مون تي احسان ڪيو جڏهن مون کي قيد مان ٻاهر

مِنَ السِّجۡنِ وَجَآءَ بِكُمۡ مِّنَ الۡبَدۡوِ مِنۡۢ بَعۡدِ اَنۡ نَّزَغَ الشَّيۡطٰنُ

آنديائين (٢٢٣) ۽ توهان سمورن کي ڳوٺ کان وٺي آيو ان کان پوءِ جو شيطان مون ۾ ۽ منهنجي ڀائرن ۾ رنجش

بَيۡنِىۡ وَبَيۡنَ اِخۡوَتِىۡ ؕ اِنَّ رَبِّىۡ لَطِيۡفٌ لِّمَا يَشَآءُ ؕ اِنَّهٗ هُوَ الۡعَلِيۡمُ

وڌي هئي بيشڪ منهنجو رب جنهن ڳالهه کي وڻيس آسان ڪري ڏئي ۽ بيشڪ اهو ئي علم ۽ حڪمت

الۡحَكِيۡمُ ﴿١٠٠﴾ رَبِّ قَدۡ اٰتَيۡتَنِىۡ مِنَ الۡمُلۡكِ وَعَلَّمۡتَنِىۡ مِنۡ تَاۡوِيۡلِ

وارو آهي. (٢٢٤) اي منهنجا رب تو مون کي هڪ بادشاهي ڏني ۽ مون کي بعض ڳالهين جو نتيجو ڪڍڻ

الۡاَحَادِيۡثِ ۚ فَاطِرَ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ ۟ اَنۡتَ وَلِىّٖ فِى الدُّنۡيَا

سيکاريو، اي آسمانن ۽ زمين جا پيدا ڪندڙ، تون منهنجو ڪم ٺاهيندڙ آهين دنيا ۽

وَالۡاٰخِرَةِ ۚ تَوَفَّنِىۡ مُسۡلِمًا وَّاَلۡحِقۡنِىۡ بِالصّٰلِحِيۡنَ ﴿١٠١﴾ ذٰ لِكَ مِنۡ

آخرت ۾، مون کي مسلمان ڪري اُٿار ۽ انهن سان ملاءِ جيڪي خاص تنهنجي قرب جا لائق آهن. (٢٢٥) هي ڪجهه

اَنۡۢبَآءِ الۡغَيۡبِ نُوۡحِيۡهِ اِلَيۡكَ ۚ وَمَا كُنۡتَ لَدَيۡهِمۡ اِذۡ اَجۡمَعُوۡۤا

غيب جون خبرون آهن جيڪي اسان تنهنجي طرف وحي ڪريون ٿا ۽ تون انهن وٽ نه هئين (٢٢٦) جڏهن انهن پنهنجو

اَمۡرَهُمۡ وَهُمۡ يَمۡكُرُوۡنَ ﴿١٠٢﴾ وَمَاۤ اَكۡثَرُ النَّاسِ وَلَوۡ حَرَصۡتَ

ڪم پڪو ڪيو هو ۽ اهي سازش ڪري رهيا هئا. (٢٢٧) ۽ گهڻا ماڻهو، تون ڪيترو به گهرين

بِمُؤۡمِنِيۡنَ ﴿١٠٣﴾ وَمَا تَسۡـَٔلُهُمۡ عَلَيۡهِ مِنۡ اَجۡرٍ ؕ اِنۡ هُوَ اِلَّا ذِكۡرٌ

ايمان نه آڻيندا. ۽ تون ان تي انهن کان ڪا مزدوري نٿو گهرين هي (٢٢٨) ته نه آهي مگر سموري جهان



(٢١٦) حضرت يعقوب عليه السلام سحر جي وقت نماز کان پوءِ هٿ مٿي کڻي الله تعالىٰ جي دربار ۾ پنهنجن پٽن جي لاءِ دعا ڪئي سا قبول ٿي ۽ حضرت يعقوب عليه السلام کي وحي فرمايو ويو ته صاحبزادن جي خطا بخشي وئي. حضرت يوسف عليه السلام پنهنجي والد ماجد کي پنهنجي اهل ۽ اولاد سميت گهرائڻ لاءِ پنهنجن ڀائرن سان ٻه سؤ سواريون ۽ گهڻو سامان موڪليو هو. حضرت يعقوب عليه السلام مصر جو ارادو فرمايو ۽ پنهنجي اهل کي گڏ ڪيو. ڪل مرد ۽ عورتون ٧٢ يا ٧٣ ڄڻا هئا. الله تعالىٰ انهن ۾ اها برڪت فرمائي جو انهن جو نسل ايترو وڌيو، جو جڏهن حضرت موسىٰ عليه السلام سان گڏ بني اسرائيل مصر کان نڪتا هئا ته ڇهن لک کان وڌيڪ هئا هن جي باوجود، جو حضرت موسىٰ عليه الصلوٰة والسلام جو زمانو صرف چار سؤ سال پوءِ آهي. الحاصل، جڏهن حضرت يعقوب عليه السلام مصر جي ويجهو پهتو ته حضرت يوسف عليه السلام مصر جي بادشاهِ اعظم کي پنهنجي والد ماجد جي تشريف آوريءَ جو اطلاع ڏنو ۽ چار هزار لشڪري ۽ گهڻا مصري سوارن کي ساڻ ڪري پاڻ پنهنجي والد صاحب جي استقبال جي لاءِ سوين ريشمي جهنڊا اڏاريندي، قطارن ۾ روانو ٿيو. حضرت يعقوب عليه السلام پنهنجي فرزند يهودا جي هٿ تي ٽيڪ لڳائي تشريف فرمائي رهيو هو. جڏهن سندس نظر لشڪر تي پئي ۽ پاڻ ڏٺائين ته ميدان شان وشوڪت واري سوارن سان ڀريل رهيو آهي. فرمايائين اي يهودا! ڇا هي مصر جو فرعون آهي، جنهن جو لشڪر هن شوڪت ۽ دٻدٻي سان اچي رهيو آهي؟ عرض ڪيائين نه. هي حضور جن جو فرزند حضرت يوسف عليه السلام آهي. حضرت جبرئيل عليه السلام کيس متعجب ڏسي عرض ڪيو ته هوا جي طرف ڏسڻ فرمايو، توهان جي سرور ۾ خوشي ۾ شرڪت لاءِ ملائڪ حاضر ٿيا آهن، جيڪي مدتن کان توهان جي غم جي سبب روئندا رهيا آهن. ملائڪن جي تسبيح، گهوڙن جي هڻڪارن ۽ طبل و بوق جي آوازن عجيب ڪيفيت پيدا ڪري ڇڏي هئي. اها محرم الحرام جي ڏهين تاريخ هئي جڏهن والد ۽ ولد (پيءُ پٽ) ويجها ٿيا. حضرت يوسف عليه السلام سلام عرض ڪرڻ جو ارادو ڪيو، جبرئيل عليه السلام عرض ڪيو ته توهان توقف ڪريو ۽ والد صاحب کي سلام جي شروعات جو موقعو ڏيو. اهڙيءَ طرح حضرت يعقوب عليه السلام اَلسَّلَامُ عَلَيۡكَ يَا مُذۡهِبَ الۡاَحۡزَانِ (يعني اي غم ۽ ڏک جي دور ڪرڻ وارا سلام) ۽ ٻنهي صاحبن لهي ڀاڪر پاتو ۽ ملي گهڻو رُنا. پوءِ ان سينگاريل قيام گاه ۾ داخل ٿيا، جيڪو اڳيئي سندس استقبال جي لاءِ نفيس خيما وغيره لڳائي سينگاريو ويو هو. اهو داخل ٿيڻ مصر جي حدن ۾ هو. ان کان پوءِ ٻيو داخل ٿيڻ خاص شهر ۾ آهي، جنهن جو بيان ايندڙ آيت ۾ آهي. (٢١٧) ماءُ مان يا خاص والده مراد آهي، جيڪڏهن ان وقت تائين زنده هئي يا ماسي. مفسرن جا ان باري ۾ ڪيترائي قول آهن. (٢١٨) يعني خاص شهر ۾. (٢١٩) جڏهن مصر ۾ داخل ٿيا ۽ حضرت يوسف پنهنجي تخت تي جلوه افروز ٿيو، پاڻ پنهنجي والدين جي عزت ڪيائين. (٢٢٠) يعني والدين ۽ سمورا ڀائر. (٢٢١) اهو سجدو تحيت ۽ تواضع جو هو، جيڪو سندن شريعت ۾ جائز هو، جيئن اسان جي شريعت ۾ ڪنهن وڏي ماڻهو جي تعظيم جي لاءِ قيام، مصافحه ۽ دست بوسي جائز آهي. عبادت جو سجدو الله تعالىٰ کان سواءِ ڪنهن ٻئي کي ڪڏهن به جائز نه ٿيو، نه ٿي سگهي ٿو، ڇو ته اهو شرڪ آهي ۽ تحيت ۽ تعظيم جو سجدو به اسان جي شريعت ۾ جائز نه آهي. (٢٢٢) جيڪو مان ننڍي عُمر يعني ٻاراپ جي حالت ۾ ڏٺو هو. (٢٢٣) ان موقعي تي پاڻ کوهه جو ذڪر نه ڪيائين ته جيئن ڀائرن کي شرمندگي نه ٿئي. (٢٢٤) تاريخدانن جو بيان آهي ته حضرت يعقوب عليه السلام پنهنجي فرزند حضرت يوسف عليه السلام وٽ مصر ۾ چوويهه سال بهترين عيش ۽ آرام ۽ خوشحالي سان رهيو. وفات جي قريب پاڻ حضرت يوسف عليه السلام کي وصيت ڪيائين ته سندس جنازو شام ملڪ جي مقدس زمين ۾ سندس والد حضرت اسحاق عليه السلام جي قبر شريف وٽ دفن ڪيو وڃي. ان وصيت جي تعميل ڪئي وئي ۽ وفات کان پوءِ ساگ جي ڪاٺيءَ جي تابوت ۾ سندس جسم اطهر شام ۾ آندو ويو. انهيءَ وقت سندس ڀاءُ عيص جي به وفات ٿي، اهڙيءَ طرح ٻنهي ڀائرن جي ولادت به گڏ ٿي هئي ۽ دفن به هڪ ئي قبر ۾ ڪيا ويا ۽ ٻنهي صاحبن جي عمر هڪ سو پنجيتاليهه (١٤٥) سال هئي. جڏهن حضرت يوسف عليه السلام پنهنجي والد ۽ چاچي کي دفن ڪري مصر جي طرف روانو ٿيو، تڏهن پاڻ هيءَ دعا گهريائين، جيڪا ايندڙ آيت ۾ مذڪور آهي. (٢٢٥) يعني حضرت ابراهيم، حضرت اسحاق ۽ حضرت يعقوب عليهم السلام نبي سڀ جا سڀ معصوم آهن. حضرت يوسف عليه السلام جي اها دعا اُمت جي تعليم لاءِ آهي ته اهي سهڻي خاتمي جي دعا گهرندا رهن. حضرت يوسف عليه السلام پنهنجي والد ماجد کان پوءِ ٽيويهه (٢٣) سال رهيو. ان کان پوءِ سندس وفات ٿي. سندس دفن جي جاءِ ۾ مصر وارن ۾ سخت اختلاف واقع ٿيو. هر محلي واري برڪت جي حصول خاطر پنهنجي محلي ۾ دفن ڪرڻ ٿي گهريو. آخر ۾ هي راءِ ٿي

لِلْعٰلَمِيْنَ ۝١٠٤ وَكَاَيِّنْ مِّنْ اٰيَةٍ فِى السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ يَمُرُّوْنَ

جي واسطي نصيحت ۽ ڪيترين ئي نشانين آهن ف٢٢٩ آسمانن ۽ زمين ۾ جو اڪثر ماڻهو انهن وٽان لنگهن ٿا

عَلَيْهَا وَهُمْ عَنْهَا مُعْرِضُوْنَ ۝١٠٥ وَمَا يُؤْمِنُ اَكْثَرُهُمْ بِاللّٰهِ

ف٢٣٠ ۽ انهن کان بي خبر هندا آهن. ۽ انهن ۾ اڪثر اهي آهن جيڪي الله تي يقين نه ٿا رکن

اِلَّا وَهُمْ مُّشْرِكُوْنَ ۝١٠٦ اَفَاَمِنُوْٓا اَنْ تَاْتِيَهُمْ غَاشِيَةٌ مِّنْ

مگر شرڪ ڪندي. ف٢٣١ ڇا هو ان کان بي خوف ٿي ويا جو الله جو عذاب اچي ڪري انهن کي

عَذَابِ اللّٰهِ اَوْ تَاْتِيَهُمُ السَّاعَةُ بَغْتَةً وَّهُمْ لَا يَشْعُرُوْنَ ۝١٠٧

گهيري وٺي يا اوچتو انهن تي قيامت اچي وڃي ۽ انهن کي خبر به نه پوي.

قُلْ هٰذِهٖ سَبِيْلِىْٓ اَدْعُوْٓا اِلَى اللّٰهِ ؔ عَلٰى بَصِيْرَةٍ اَنَا وَمَنِ

تون فرماءِ ف٢٣٢ هيءَ منهنجي واٽ آهي، مان الله جي طرف سڏيان ٿو، مان ۽ جيڪي منهنجي نقش قدم تي هلن دل جون اکيون

اتَّبَعَنِىْ ؕ وَسُبْحٰنَ اللّٰهِ وَمَآ اَنَا مِنَ الْمُشْرِكِيْنَ ۝١٠٨ وَمَآ

رکندڙ آهن ف٢٣٣ ۽ الله جي پاڪائي آهي ف٢٣٤ ۽ مان شرڪ ڪرڻ وارو نه آهيان. ۽ اسان تو کان

اَرْسَلْنَا مِنْ قَبْلِكَ اِلَّا رِجَالًا نُّوْحِىْٓ اِلَيْهِمْ مِّنْ اَهْلِ الْقُرٰى ؕ

اڳ ۾ جيڪي رسول موڪليا سڀ مرد ئي هئا ف٢٣٥ جن کي اسان وحي ڪندا هئاسين ۽ سڀ شهرن جا رهندڙ هئا ف٢٣٦

اَفَلَمْ يَسِيْرُوْا فِى الْاَرْضِ فَيَنْظُرُوْا كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الَّذِيْنَ

پوءِ ڇا انهن ماڻهن زمين ۾ گهمي نه ڏٺو پوءِ ڏسن ها انهن کان اڳين جو ڪهڙو انجام ٿيو ف٢٣٧

مِنْ قَبْلِهِمْ ؕ وَلَدَارُ الْاٰخِرَةِ خَيْرٌ لِّلَّذِيْنَ اتَّقَوْا ؕ اَفَلَا تَعْقِلُوْنَ ۝١٠٩

۽ بيشڪ آخرت جو گهر پرهيزگارن جي واسطي بهتر آهي ڇا پوءِ توهان کي عقل نه آهي.

حَتّٰٓى اِذَا اسْتَيْئَسَ الرُّسُلُ وَظَنُّوْٓا اَنَّهُمْ قَدْ كُذِبُوْا

ايستائين جو جڏهن رسولن کي ظاهري سببن جي اميد نه رهي ف٢٣٨ ۽ ماڻهن سمجهيو ته رسولن انهن سان غلط ڳالهه

جَآءَهُمْ نَصْرُنَا ۙ فَنُجِّىَ مَنْ نَّشَآءُ ؕ وَلَا يُرَدُّ بَاْسُنَا عَنِ الْقَوْمِ

ڪئي هئي ف٢٣٩ ان وقت اسان جي مدد آئي ۽ وٺي جنهن کي اسان گهريو تنهن کي بچايو ويو ف٢٤٠ ۽ اسان جو عذاب مجرم ماڻهن کان

الْمُجْرِمِيْنَ ۝١١٠ لَقَدْ كَانَ فِىْ قَصَصِهِمْ عِبْرَةٌ لِّاُولِى الْاَلْبَابِ ؕ

ڦيرايو نه ويندو آهي. بيشڪ انهن جي خبرن ف٢٤١ سان عقلمندن جون اکيون کلنديون آهن ف٢٤٢

ع ١١ / ١١ / ٥

اتفاق ٿيو ته ڪيس نيل درياءَ ۾ دفن ڪيو وڃي ته جيئن سندس قبر مبارڪ کي پاڻي ڇهندو گذري ۽ ان برڪت سان سمورا مصروارا فيض ياب ٿين. اهڙيءَ طرح ڪيس سنگِ رخام يا سنگِ مرمر جي صندوق ۾ نيل درياءَ جي اندر دفن ڪيو ويو ۽ پاڻ ان هنڌ ئي رهيو، ايستائين جو چار سؤ سالن کان پوءِ حضرت موسىٰ عليه السلام سندس تابوت شريف ڪڍي سندس ابن ڏاڏن سڳورن وٽ شام ۾ دفن ڪيو. ف٢٢٦ يعني حضرت يوسف عليه السلام جا پائر. ف٢٢٧ هن جي باوجود اي محبوب سيد الانبياء صلى الله عليه وسلم! توهان جو انهن سمورن واقعن کي هن تفصيل سان بيان فرمائڻ غيبي خبر ۽ معجزو آهي. ف٢٢٨ قرآن شريف. ف٢٢٩ خالق ۽ سندس توحيد ۽ صفتن تي دلالت ڪرڻ وارين انهن نشانين مان هلاڪ ٿيل امتن جا نشان مراد آهن (مدارڪ). ف٢٣٠ ۽ انهن جو مشاهدو ڪن ٿا، پر سوچ نه ٿا ڪن، عبرت حاصل نه ٿا ڪن. ف٢٣١ جمهور مفسرن وٽ هيءَ آيت مشرڪن جي رد ۾ نازل ٿي، جيڪي الله تعالىٰ جي خالق ۽ رزاق هجڻ جي اقرار ڪرڻ جي باوجود بُت پرستي ڪري غيرن کي عبادت ۾ ان جو شريڪ ڪندا هئا. ف٢٣٢ اي محبوب مصطفىٰ صلى الله عليه وسلم! انهن مُشرڪن کي ته توحيدِ الاهي ۽ دينِ اسلام جي دعوت ڏيو. ف٢٣٣ حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته محبوب محمّد مصطفىٰ صلى الله عليه وسلم جن ۽ سندن صحابه ڪرام سهڻي رستي ۽ افضل هدايت تي آهن. اهي علم جون کاڻيون، ايمان جا خزانا، رحمان جا لشڪر آهن. ابن مسعود رضى الله تعالىٰ عنه فرمايو ته طريقو اختيار ڪرڻ وارن کي گهرجي ته گذريلن جو طريقو اختيار ڪن. اهي محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جا صحابه ڪرام آهن. جن جون دليون امت ۾ سڀني کان وڌيڪ پاڪ، علم ۾ سڀني کان گهڻا، تڪلف ۾ سڀني کان گهٽ اهڙا سڳورا آهن، جن کي الله تعالىٰ پنهنجي محبوب نبي عليه الصلوٰة والسلام جي صحبت ۽ سندن دين جي اشاعت لاءِ برگزيده ڪيو آهي. ف٢٣٤ سڀني عيبن، نقصن، شريڪن، ضدن ۽ هڪجهڙن کان. ف٢٣٥ نه ملائڪ نه ڪنهن عورت کي نبي بنايو ويو. هي مڪي وارن کي جواب آهي. جن چيو هو ته الله تعالىٰ ملائڪن کي ڇو نه نبي بڻائي موڪليو؟ انهن کي ٻڌايو ويو ته ڇا اها تعجب جي ڳالهه آهي، اڳي کان ئي ڪڏهن ملائڪ نبي ٿي نه آيا. ف٢٣٦ حسن رضي الله تعالىٰ عنه فرمايو ته جهنگلين، جنن ۽ عورتن مان ڪڏهن به ڪو نبي نه ڪيو ويو. ف٢٣٧ نبين سڳورن کي ڪوڙو ڪرڻ سان ڪهڙي طرح هلاڪ ڪيا ويا. ف٢٣٨ يعني ماڻهن کي گهرجي ته عذاب الاهي ۾ دير ٿيڻ ۽ عيش و آرام جي دير تائين رهڻ تي مغرور نه ٿي وڃن، ڇو ته اڳين امتن کي به گهڻيون مهلتون ڏنيون ويون آهن، ايستائين جو جڏهن انهن جي عذابن ۾ گهڻي دير ٿي ۽ ظاهري سببن جي ڪري رسولن کي قومن تي دنيا ۾ ظاهري عذاب اچڻ جي اميد نه رهي. (ابوالسعود). ف٢٣٩ يعني قومن گمان ڪيو ته رسولن کين جيڪي عذاب جا وعدا ڏنا هئا، سي پوري ٿيڻ وارا نه آهن. (مدارڪ وغيره). ف٢٤٠ پنهنجن ٻانهن مان يعني اطاعت ڪرڻ وارن ايمانداران کي بچائي ورتو. ف٢٤١ يعني نبين سڳورن جون ۽ سندن قومن جون. ف٢٤٢ جيئن ته حضرت يوسف عليه الصلوٰة والسلام جي واقعي مان وڏا وڏا نتيجا نڪرن ٿا ۽ معلوم ٿئي ٿو ته صبر جو نتيجو سلامت ۽ ڪرامت آهي ۽ ايذاءَ رساني ۽ بدخواهي جو انجام پشيماني ۽ الله تعالىٰ تي ڀروسي رکڻ وارو ڪامياب ٿئي ٿو ۽ ٻانهي کي سختين جي پيش اچڻ سان مايوس نه ٿيڻ گهرجي. جيڪڏهن رحمت الاهي مدد ڪري ته پوءِ ڪنهن جي بدخواهي ڪجهه نه ٿي ڪري سگهي. ان کان پوءِ قرآن پاڪ جي نسبت ارشاد ٿئي ٿو.

مَا كَانَ حَدِيثًا يُّفْتَرٰى وَلٰكِنْ تَصْدِيقَ الَّذِىْ بَيْنَ يَدَيْهِ

هيءَ ڪا گھڙيل ڳالھ نہ آهي ف٢٤٣ پر پاڻ اڳين ڳالھين جي تصديق ف٢٤٤ آهي ۽ هر شيءِ

وَتَفْصِيْلَ كُلِّ شَىْءٍ وَّهُدًى وَّرَحْمَةً لِّقَوْمٍ يُّؤْمِنُوْنَ ﴿١١١﴾ ع ١٢/٦

جو تفصيل وار بيان ۽ مسلمان جي واسطي هدايت ۽ رحمت آهي

سُورَةُ الرَّعْدِ ١٣ مَدَنِيَّةٌ ٩٦ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ — اٰيَاتُهَا ٤٣ رُكُوْعَاتُهَا ٦

سورة الرعد مدني آهي ۾ الله نهايت مهربان، ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١ ٤٣ آيتون ۽ ٦ رکوع آهن

الٓمّٓرٰ قف تِلْكَ اٰيٰتُ الْكِتٰبِ ۭ وَالَّذِىْٓ اُنْزِلَ اِلَيْكَ مِنْ رَّبِّكَ

هي ڪتاب جون آيتون آهن ف٢ ۽ جيڪو تنهنجي طرف تنهنجي رب وٽان لٿو ف٣ حق آهي ف٤

الْحَقُّ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَ النَّاسِ لَا يُؤْمِنُوْنَ ﴿١﴾ اَللّٰهُ الَّذِىْ رَفَعَ

مگر اڪثر ماڻهو ايمان نہ ٿا آڻين. ف٥ الله آهي جنهن آسمان کي بلند ڪيو

السَّمٰوٰتِ بِغَيْرِ عَمَدٍ تَرَوْنَهَا ثُمَّ اسْتَوٰى عَلَى الْعَرْشِ وَسَخَّرَ

ري ٿنڀن جي جو توهان ڏسو ف٦ پوءِ عرش تي استوا فرمايائين (جيئن ان جي شان جي لائق آهي) ۽ سج ۽ چنڊ

الشَّمْسَ وَالْقَمَرَ ۭ كُلٌّ يَّجْرِىْ لِاَجَلٍ مُّسَمًّى ۭ يُدَبِّرُ الْاَمْرَ يُفَصِّلُ

کي مُسخر ڪيائين ف٧ هر هڪ، هڪ مقرر واعدي تائين هلي ٿو ف٨ الله ڪم جي تدبير فرمائي ٿو ۽ نشانيون کولي

الْاٰيٰتِ لَعَلَّكُمْ بِلِقَاۗءِ رَبِّكُمْ تُوْقِنُوْنَ ﴿٢﴾ وَهُوَ الَّذِىْ مَدَّ الْاَرْضَ

ٻڌائي ٿو ف٩ من توهان پنهنجي رب سان ملڻ جو يقين ڪريو. ف١٠ ۽ اهو ئي آهي جنهن زمين کي پکيڙيو ۽

وَجَعَلَ فِيْهَا رَوَاسِىَ وَاَنْهٰرًا ۭ وَمِنْ كُلِّ الثَّمَرٰتِ جَعَلَ

ان ۾ پهاڙ ف١١ ۽ نهرون پيدا ڪيون ۽ زمين ۾ هر قسم جا ميوا ٻن ٻن طرحن جا

فِيْهَا زَوْجَيْنِ اثْنَيْنِ يُغْشِى الَّيْلَ النَّهَارَ ۭ اِنَّ فِىْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ

بنايا ف١٢ رات سان ڏينهن کي ڍڪي ٿو بيشڪ ان ۾ نشانيون آهن

لِّقَوْمٍ يَّتَفَكَّرُوْنَ ﴿٣﴾ وَفِى الْاَرْضِ قِطَعٌ مُّتَجٰوِرٰتٌ وَّجَنّٰتٌ مِّنْ

ٿيان ڏيندڙن جي واسطي ف١٣ ۽ زمين جا مختلف ٽڪرا آهن ويجها ويجها ف١٤ ۽ باغ آهن

اَعْنَابٍ وَّزَرْعٌ وَّنَخِيْلٌ صِنْوَانٌ وَّغَيْرُ صِنْوَانٍ يُّسْقٰى بِمَاۗءٍ

انگورن جا ۽ پوک ۽ کجين جا وڻ هڪ ٻاڙ مان نڪتل ۽ جدا جدا ٿمورن کي هڪڙوئي پاڻي ڏنو ويندو آهي



ف٢٤٣ جنهن کي ڪنهن انسان پنهنجي طرف کان ناهيو هجي، ڇو تہ ان جو اعجاز سندس مِنَ اللهِ هجڻ قطعي طور تي ثابت ڪري ٿو.

ف٢٤٤ توريت، انجيل وغيره الله جي ڪتابن جي.

ف١ سُوْرَةُ رَعد مڪيہ آهي ۽ هڪ روايت حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما کان هي آهي تہ ٻن آيتن لَا يَزَالُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا تُصِيْبُهُمْ ۽ يَقُوْلُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لَسْتَ مُرْسَلًا کان سواءِ باقي سموري سورة مڪي آهي. ٻيو قول هي آهي تہ هي سورة مدني آهي. هِن ۾ ڇهہ رکوع، ٽيتاليهہ يا پنجيتاليهہ آيتون، ان سؤ پنجونجاهہ ڪلما ۽ ٽي هزار پنج سؤ ڇهہ حرف آهن.

ف٢ يعني قرآن شريف جون.

ف٣ يعني قرآن شريف.

ف٤ تہ ان ۾ ڪجهہ شبهو نہ آهي.

ف٥ يعني مڪي جا مُشرڪ، جيڪي هي چون ٿا تہ هي ڪلام محمد صلى الله عليه وسلم جن جو آهي، ان پاڻ ٺاهيو. هِن آيت ۾ انهن جو رد فرمايو ويو آهي ۽ ان کان پوءِ الله تعالىٰ پنهنجي ربوبيت جا دليل ۽ پنهنجي قدرت جا عجائب بيان فرمايا، جيڪي سندس وحدانيت تي دلالت ڪن ٿا.

ف٦ هن جون ٻہ معنائون ٿي سگهن ٿيون. هڪ هي تہ آسمانن کي ٿنڀن کان سواءِ بلند ڪيائين. جيئن توهان انهن کي ڏسو ٿا، يعني حقيقت ۾ ڪو ٿنڀو ئي نہ آهي ۽ هي معنىٰ بہ ٿي سگهي ٿي تہ توهان جي ڏسڻ ۾ اچڻ وارن ٿنڀن کان سواءِ بلند ڪيائين. هِن تقدير تي معنىٰ هي ٿيندي تہ ٿنڀا تہ آهن مگر توهان جي ڏسڻ ۾ نہ ٿا اچن ۽ پهريون قول وڌيڪ صحيح آهي، جمهور انهي تي آهي (خازن ۽ جمل).

ف٧ پنهنجي ٻانهن جي فائدن ۽ پنهنجن ڳوڻن جي مصلحتن جي لاءِ اهي حڪم مطابق گردش ۾ آهن.

ف٨ يعني دُنيا جي فنا ٿيڻ جي وقت تائين. حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو تہ اجل مسمىٰ مان انهن جا درجا ۽ منزلون مُراد آهن يعني اهي پنهنجي منزلن ۽ درجن ۾ هڪ غايت تائين گردش ڪن ٿا جنهن کان تجاوز نہ ٿا ڪري سگهن. سج ۽ چنڊ مان هر هڪ جي لاءِ خاص سير خاص جهت جو طرف، تڪڙ، آهستگي ۽ حرڪت جي خاص مقدار سان مقرر فرمايو آهي.

ف٩ پنهنجي وحدانيت ۽ قدرت جي ڪمال جون.

ف١٠ ۽ ڄاڻو تہ جيڪو انسان کي نہ هجڻ کان پوءِ موجود ڪرڻ تي قادر آهي. اهو ان تي موت کان پوءِ جيئرو ڪرڻ تي بہ قادر آهي. ف١١ يعني مضبوط پهاڙ. ف١٢ ڪارا ۽ اڇا، کٽا ۽ مٺا، ننڍا ۽ وڏا، بري ۽ بستاني گرم ۽ ٿڌا، آلا ۽ سُڪل وغيره. ف١٣ جيڪي سمجهن تہ هي نشان سمورا ڪاريگر حڪيم جي وجود تي دلالت ڪن ٿا. ف١٤ هڪ ٻئي سان مليل، انهن مان ڪو پوک جي قابل آهي تہ ڪو نا قابل ڪا پٿريلو تہ ڪو واريا سو آهي.

وَّاحِدٍ وَّنُفَضِّلُ بَعْضَهَا عَلٰى بَعْضٍ فِى الْاُكُلِ ؕ اِنَّ فِىْ ذٰلِكَ
۽ ميون مان اسان هڪڙن کي ٻين کان ٻلو ڪندا آهيون ۽ بيشڪ ان ۾ نشانيون

لَاٰيٰتٍ لِّقَوْمٍ يَّعْقِلُوْنَ ④ وَاِنْ تَعْجَبْ فَعَجَبٌ قَوْلُهُمْ ءَاِذَا
آهن عقلمندن جي واسطي. ف١٥ ۽ جيڪڏهن توکي تعجب ٿو لڳي ف١٦ ته وڏو حيرت انهن جي هن چوڻ تي آهي ته

كُنَّا تُرٰبًا ءَاِنَّا لَفِىْ خَلْقٍ جَدِيْدٍ ؕ اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا بِرَبِّهِمْ ۚ
ڇا اسان مٽي ٿي وڃي نئين سر پيدا ٿينداسين ف١٧ اهي آهن جيڪي پنهنجي رب جا منڪر ٿيا

وَاُولٰٓئِكَ الْاَغْلٰلُ فِىْٓ اَعْنَاقِهِمْ ۚ وَاُولٰٓئِكَ اَصْحٰبُ النَّارِ ۚ هُمْ
۽ اهي ئي آهن جن جي ڳچين ۾ ڳٽ هوندا ف١٨ ۽ اهي دوزخي آهن ۽ انهن کي انهي

فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ⑤ وَيَسْتَعْجِلُوْنَكَ بِالسَّيِّئَةِ قَبْلَ الْحَسَنَةِ وَقَدْ
۾ هميشه رهڻو آهي. ۽ توکان عذاب جي جلدي ڪن ٿا رحمت کان اڳي ف١٩ جڏهن ته انهن

خَلَتْ مِنْ قَبْلِهِمُ الْمَثُلٰتُ ؕ وَاِنَّ رَبَّكَ لَذُوْ مَغْفِرَةٍ لِّلنَّاسِ
کان اڳين جون سزائون گذري چڪيون ف٢٠ ۽ بيشڪ تنهنجو رب ته ماڻهن کي سندن ظلم جي باوجود به ڪين هڪ

عَلٰى ظُلْمِهِمْ ۚ وَاِنَّ رَبَّكَ لَشَدِيْدُ الْعِقَابِ ⑥ وَيَقُوْلُ الَّذِيْنَ
طرح جي معافي ڏيندو آهي ف٢١ بيشڪ تنهنجي رب جو عذاب سخت آهي. ف٢٢ ۽ ڪافر چوندا آهن ته

كَفَرُوْا لَوْلَآ اُنْزِلَ عَلَيْهِ اٰيَةٌ مِّنْ رَّبِّهٖ ؕ اِنَّمَآ اَنْتَ مُنْذِرٌ وَّ
انهن تي سندن رب جي طرفان ڪا نشاني ڇو نه لٿي ف٢٣ تون ته فقط ڊيڄاريندڙ آهين ۽

لِكُلِّ قَوْمٍ هَادٍ ⑦ اَللّٰهُ يَعْلَمُ مَا تَحْمِلُ كُلُّ اُنْثٰى وَمَا تَغِيْضُ
هر قوم جي واسطي هدايت ڪندڙ ف٢٤. الله ڄاڻي ٿو جو ڪجهه ڪنهن مادي جي پيٽ ۾ آهي ف٢٥ ۽ جو ڪجهه

الْاَرْحَامُ وَمَا تَزْدَادُ ؕ وَكُلُّ شَىْءٍ عِنْدَهٗ بِمِقْدَارٍ ⑧ عٰلِمُ
پيٽ گهٽ وڌ ٿيندا آهن ف٢٦ ۽ هر شيءِ ان وٽ هڪ اندازي سان آهي. ف٢٧ هر ڳجهه ۽ ظاهر

الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ الْكَبِيْرُ الْمُتَعَالِ ⑨ سَوَآءٌ مِّنْكُمْ مَّنْ اَسَرَّ
جو ڄاڻندڙ ۽ سڀ کان وڏو ۽ بلندي وارو ف٢٨. برابر آهن جيڪو توهان مان آهستي ڳالهه

الْقَوْلَ وَمَنْ جَهَرَ بِهٖ وَمَنْ هُوَ مُسْتَخْفٍ بِالَّيْلِ وَسَارِبٌۢ
ڪري ۽ جيڪو ڏاڍيان ڪري ۽ جيڪو رات ۾ لڪل آهي ۽ جيڪو ڏينهن ۾

ف١٥ حضرت حسن بصري رضي الله تعالىٰ عنه فرمايو ته هن ۾ بني آدم جي دلين جي هڪ تمثيل آهي ته جيئن زمين هڪ هئي، ان جا مختلف ٽڪرا ٿيا، انهن تي آسمان مان هڪ ئي پاڻي وسيو، ان سان مختلف قسم جا ميوا، گل، وڻ ۽ ٻوٽا، چڱا ۽ خراب پيدا ٿيا. اهڙيءَ طرح ماڻهو حضرت آدم مان پيدا ڪيا ويا انهن وٽ آسمان تان هدايت آئي، ان سان ڪجهه دليون نرم ٿيون، انهن ۾ عاجزي ۽ نيازي پيدا ٿي. ڪجهه دليون سخت ٿي ويون، اهي راند ۽ ونڊ ۾ مبتلا ٿيون. پوءِ جهڙيءَ طرح زمين جا ٽڪرا پنهنجن گلن ۽ ميون ۾ مختلف آهن، اهڙيءَ طرح انساني دليون پنهنجن نشانن، نورن ۽ رازن ۾ مختلف آهن. ف١٦ اي محبوب مصطفیٰ صلى الله عليه وسلم! ڪافرن جي تڪذيب ڪرڻ سان هن جي باوجود، جو توهان انهن ۾ صادق ۽ امين معروف هئو. ف١٧ ۽ انهن ڪجهه نه سمجهيو ته جنهن شروعات ۾ بغير مثال جي پيدا ڪيو آهي ان کي ٻيهر پيدا ڪرڻ ڇا مشڪل آهي. ف١٨ قيامت جي ڏينهن. ف١٩ مڪي جا مشرڪ ۽ اها جلدي ڪرڻ ٺٺولي جي طريقي سان هئي ۽ رحمت مان سلامت ۽ عافيت مراد آهي. ف٢٠ اهي به رسولن جي تڪذيب ۽ عذاب جي ٺٺول ڪندا هئا. تن جو حال ڏسي عبرت حاصل ڪرڻ گهرجي. ف٢١ ته انهن جي عذاب ۾ جلدي نه ٿو فرمائي ۽ انهن کي مهلت ڏئي ٿو. ف٢٢ جڏهن عذاب فرمائي. ف٢٣ ڪافرن جو اهو قول نهايت بي ايماني جو قول هو. جيتريون آيتون نازل ٿي چڪيون هيون ۽ معجزا ڏيکاريا ويا هئا، انهن سڀني کي ڪالعدم قرار ڏئي ڇڏيو. اها انتهاءَ جي ناانصافي ۽ حق دشمني آهي. جڏهن حجت قائم ٿي وڃي ۽ انڪار جي ناقابل دليل پيش ڪيا وڃن ۽ اهڙن دليلن سان دعویٰ ثابت ڪئي وڃي جنهن جي جواب سان مخالفن جا سمورا علم ۽ هنر وارا عاجز ۽ حيران رهجي وڃن ۽ انهن کي چپ چورڻ زبان کولڻ جي جرأت نه رهي، اهڙيون روشن آيتون، واضح دليل ۽ ظاهر معجزا ڏسي هي چوڻ ته ڪا نشاني ڇو نه لٿي، روشن ڏينهن ۾ ڏينهن جي انڪار ڪرڻ کان به وڌيڪ بچڙو ۽ باطل زور آهي ۽ حقيقت ۾ هي حق کي ڄاڻي به ان کان عناد ۽ فرار آهي. ڪنهن دعویٰ تي جڏهن چڱو دليل قائم ٿي وڃي، ته وري ان تي ٻيهر دليل جي طلب عناد ۽ وڏائي ٿئي ٿي، جيستائين دليل کي مجروح نه ڪيو وڃي. ڪو شخص ٻئي دليل جي طلب ڪرڻ جو حق نه ٿو رکي ۽ جيڪڏهن اهو سلسلو قائم ڪيو وڃي ته هر شخص لاءِ نئون دليل قائم ڪيو وڃي، جنهن کي اهو طلب ڪري ۽ اها ئي نشاني لاتي وڃي جيڪا اهو گهري ته پوءِ نشانين جو سلسلو ڪڏهن به ختم نه ٿيندو. ان ڪري الاهي حڪمت هيءَ آهي ته نبين سڳورن کي اهڙا معجزا ڏنا ويندا آهن جن سان هر شخص انهن جي صدق ۽ نبوت جو يقين ڪري سگهي ۽ گهڻو ڪري اهي ان قسم مان هوندا آهن، جنهن ۾ انهن جي امت ۽ انهن جي زماني جا ماڻهو زياده مشق ۽ مهارت رکندا آهن. جيئن حضرت موسیٰ عليه السلام جي زماني ۾ جادو ۽ جو علم پنهنجي ڪمال کي پهتل هو ۽ ان زماني جا ماڻهو جادو جا وڏا ماهر ڪامل هئا. تنهن ڪري حضرت موسیٰ عليه السلام کي به اهو معجزو عطا ٿيو، جنهن سان جادو کي باطل ڪيو ويو ۽ جادوگرن کي يقين ٿيو ته جيڪو ڪمال حضرت موسیٰ عليه السلام ڏيکاريو، سو رباني نشاني آهي، ان جو جادو سان مقابلو ممڪن ئي نه آهي. اهڙيءَ طرح حضرت عيسیٰ عليه الصلوٰة والسلام جي زماني ۾ طب انتها عروج تي هئي. حضرت عيسیٰ عليه السلام کي مرضن جي شفا، مئلن کي جيئرو ڪرڻ جو اهو معجزو عطا فرمايو ويو، جنهن کان طب جا ماهر عاجز ٿي ويا ۽ اهي هن يقين تي مجبور رهيا ته اهو ڪم طب سان ناممڪن آهي. ضرور اهو قدرت الاهي جو زبردست نشان آهي. اهڙيءَ طرح محبوب مڪرم سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي زماني مبارڪ ۾ عربن جي فصاحت ۽ بلاغت ڪمال جي اوج تي پهتل هئي ۽ اهي ماڻهو خوش بياني ۾ جهان تي فائق هئا. حضور پرنور محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن کي اهو معجزو عطا فرمايو ويو، جنهن انهن کي عاجز ۽ حيران ڪري ڇڏيو ۽ انهن جا وڏن کان وڏا ماڻهو ۽ سندن ڪمال وارن جون جماعتون قرآن ڪريم جي مقابلي ۾ هڪ ننڍڙي عبارت پيش ڪرڻ کان به عاجز ۽ قاصر رهيون ۽ قرآن پاڪ جي ان ڪمال هي ثابت ڪري ڇڏيو ته بيشڪ اهو رباني وڏو نشان آهي ۽ ان جو مثل ناهي آڻڻ بشري قوت جي امڪان ۾ نه آهي. تنهن کان سواءِ ٻيا به سوين معجزا محبوب معظم سردار عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن پيش فرمايا جن هر طبقي جي انسانن کي سندن رسالت جي صدق جو يقين ڏياري ڇڏيو. انهن معجزن جي هوندي هي چوڻ ته ڪا نشاني ڇو نه لٿي، ڪيتري قدر عناد ۽ حق کان ڦرڻ آهي. ف٢٤ پنهنجي نبوت جي دليلن پيش ڪرڻ ۽ اطمينان بخش معجزا ڏيکاري پنهنجي رسالت ثابت ڪرڻ کان پوءِ الاهي حڪم پهچائڻ ۽ خدا جي خوف ڏيارڻ کان سواءِ توهان تي ڪجهه لازم نه آهي ۽ هر هڪ شخص جي لاءِ سندس طلب ڪيل جدا جدا نشانيون پيش ڪرڻ توهان تي ضروري نه آهي. جيئن توهان کان اڳين هادين (انبيآء عليهم السلام) جو طريقو رهيو آهي. ف٢٥ نر، مادي، هڪ يا وڌيڪ ۽ ان کان سواءِ. ف٢٦ يعني مدت ۾ ڪنهن جو حمل جلد وضع ٿيندو، ڪنهن جو دير ۾. حمل جي گهٽ ۾ گهٽ مدت، جنهن ۾ ٻار پيدا ٿي زنده رهي سگهي، جو ڇهه [illegible]

بِالنَّهَارِ ﴿١٠﴾ لَهٗ مُعَقِّبٰتٌ مِّنْ بَيْنِ يَدَيْهِ وَمِنْ خَلْفِهٖ يَحْفَظُوْنَهٗ

وات ونڀي هلي ٿو. ف٢٩ انسان جي واسطي هڪٻئي پٺيان بدلي ٿيندڙ ملائڪ آهن ان جي اڳيان ۽ پٺيان ف٣٠ جيڪي خدا جي حڪم

مِنْ اَمْرِ اللّٰهِ ۭ اِنَّ اللّٰهَ لَا يُغَيِّرُ مَا بِقَوْمٍ حَتّٰى يُغَيِّرُوْا مَا

سان سندس حفاظت ڪندا آهن ف٣١ بيشڪ الله ڪنهن قوم کان پنهنجي نعمت ايستائين نه ڦيرائيندو آهي جيستائين جو اهي پاڻ

بِاَنْفُسِهِمْ ۭ وَاِذَآ اَرَادَ اللّٰهُ بِقَوْمٍ سُوْۗءًا فَلَا مَرَدَّ لَهٗ ۚ وَمَا لَهُمْ

ف٣٢ پنهنجي حالت نه مٽائين ۽ جڏهن الله ڪنهن قوم سان برائي چاهي ف٣٣ ته پوءِ اها ٽري نه ٿي سگهي، ۽ ان کان سواءِ

مِّنْ دُوْنِهٖ مِنْ وَّالٍ ﴿١١﴾ هُوَ الَّذِيْ يُرِيْكُمُ الْبَرْقَ خَوْفًا وَّ

انهن جو ڪو حمايتي نه آهي. ف٣٤ اهوئي آهي جيڪو توهان کي کوڙ ڏيکاريندو آهي خوف ۽ اميد

طَمَعًا وَّيُنْشِئُ السَّحَابَ الثِّقَالَ ﴿١٢﴾ۚ وَيُسَبِّحُ الرَّعْدُ بِحَمْدِهٖ

جي واسطي ف٣٥ ۽ ڳرا ڪڪر اٿاريندو آهي. ۽ گوڙ ان کي ساراهيندي ان جي پاڪائي چوندي آهي ف٣٦

وَالْمَلٰۗئِكَةُ مِنْ خِيْفَتِهٖ ۚ وَيُرْسِلُ الصَّوَاعِقَ فَيُصِيْبُ بِهَا

۽ ملائڪ (پڻ) سندس خوف کان ف٣٧ ۽ وڄون موڪليندو آهي ف٣٨ پوءِ اها سٽي ٿو جنهن تي

مَنْ يَّشَاۗءُ وَهُمْ يُجَادِلُوْنَ فِي اللّٰهِ ۚ وَهُوَ شَدِيْدُ الْمِحَالِ ﴿١٣﴾ۭ لَهٗ

گهري، اهي الله جي باري ۾ جهڳڙو ڪن ٿا ف٣٩ ۽ ان جي پڪڙ سخت آهي، انهيءَ کي

دَعْوَةُ الْحَقِّ ۭ وَالَّذِيْنَ يَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِهٖ لَا يَسْتَجِيْبُوْنَ لَهُمْ

پڪارڻ سچو آهي ف٤٠ ۽ ان کان سواءِ جن کي پڪارن ٿا ف٤١ اهي انهن جو ڪجهه نه ٻڌندا آهن

بِشَيْءٍ اِلَّا كَبَاسِطِ كَفَّيْهِ اِلَى الْمَاۗءِ لِيَبْلُغَ فَاهُ وَمَا هُوَ بِبَالِغِهٖ ۭ وَ

مگر ان وانگر جيڪو پاڻي جي سامهون پنهنجا هٿ ڦهلائي ويٺو آهي ته ان جي وات ۾ پهچي وڃي ف٤٢ ۽

مَا دُعَاۗءُ الْكٰفِرِيْنَ اِلَّا فِيْ ضَلٰلٍ ﴿١٤﴾ وَلِلّٰهِ يَسْجُدُ مَنْ فِي السَّمٰوٰتِ

اهو ڪڏهن به نه پهچندو ۽ ڪافرن جي هر دعا ڀٽڪندي رهندي آهي ۽ الله جي واسطي ئي سجدو ڪن ٿا جيترا آسمانن ۽

وَالْاَرْضِ طَوْعًا وَّكَرْهًا وَّظِلٰلُهُمْ بِالْغُدُوِّ وَالْاٰصَالِ ﴿١٥﴾۩ قُلْ

زمين ۾ آهن خوشي سان ف٤٣ چاهي مجبوري سان ف٤٤ ۽ انهن جا پاڇا هر صبح ۽ شام ف٤٥ توهان فرمايو

مَنْ رَّبُّ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۭ قُلِ اللّٰهُ ۭ قُلْ اَفَاتَّخَذْتُمْ مِّنْ

آسمانن ۽ زمين جو رب ڪير آهي، توهان پاڻ ئي فرمايو الله ف٤٦ توهان فرمايو ته پوءِ ڇا ان کان سواءِ توهان



وڏو ٿيو ۽ سال. اهوئي حضرت عائشه صديقه رضي الله تعاليٰ عنها فرمايو ۽ انهيءَ جو حضرت امام ابو حنيفه رحمة الله تعاليٰ عليه قائل آهي. ڪن مفسرن هيءُ به چيو آهي ته پيٽ جي گهٽ وڌ ٿيڻ مان ٻار جو قوي پوري خلقت ۽ گهٽ خلقت هجڻ مراد آهي. ف٢٧ ته ان کان گهٽجي وڌي نه ٿي سگهي. ف٢٨ هر نقص کان پاڪ آهي. ف٢٩ يعني دل جو نه لڪل ڳالهيون ۽ زبان سان چيل ۽ رات جو لڪي ڪيل عمل ۽ ڏينهن جو ظاهري طرح ڪيل ڪم سڀ الله تعاليٰ ڄاڻي ٿو، ڪو ان جي علم کان ٻاهر نه آهي. ف٣٠ بخاري ۽ مسلم جي حديث ۾ آهي ته توهان ۾ هر هر ملائڪ اچن ٿا ۽ رات ۽ ڏينهن ۾ ۽ فجر ۽ عصر جي نماز ۾ گڏ ٿين ٿا، نوان ملائڪ رهجي وڃن ٿا ۽ جيڪي ملائڪ رهي چڪا آهن، سي هليا وڃن ٿا، الله تعاليٰ انهن کي فرمائي ٿو ته توهان منهنجي ٻانهي کي ڪهڙي حال ۾ ڇڏيو؟ عرض ڪن ٿا نماز پڙهندي ڏٺوسي ۽ نماز پڙهندي ڇڏيوسي. ف٣١ مجاهد چيو ته هر ٻانهي سان گڏ هڪ ملائڪ حفاظت تي مامور آهي، جيڪو ستهندي جاڳندي، جنن، انسانن ۽ موذي جانورن کان سندس حفاظت ڪري ٿو ۽ ستائيندڙ شيءِ کي ڪانئس روڪي ٿو، سواءِ ان جي، جنهن جو پهچڻ مشيت ۾ آهي. ف٣٢ گناهن ۾ مبتلا ڪري. ف٣٣ ان جي عذاب ۽ هلاڪت جو ارادو فرمائي. ف٣٤ جيڪو ان جي عذاب کي روڪي سگهي. ف٣٥ ته ان جي ڪري پوڻ سان نقصان پهچڻ جو خوف ٿئي ٿو ۽ بارش مان فائدي حاصل ڪرڻ جي اميد ڪن کي خوف ٿئي ٿو. جيئن مسافرن کي جيڪي سفر ۾ هجن ۽ ڪن کي فائدي جي اميد، جيئن هاري وغيره. ف٣٦ گوڙ يعني ڪڪرن مان جيڪو آواز ٿئي ٿو، ان جي تسبيح ڪرڻ جي معنيٰ هيءَ آهي ته ان آواز جو پيدا ٿيڻ خالق قادر جو هر نقص کان پاڪ هجڻ جي وجود جو دليل آهي. ڪن مفسرن فرمايو ته رعد جي تسبيح مان مراد آهي ته ان آواز کي ٻڌي الله تعاليٰ جا ٻانها ان جي تسبيح ڪن ٿا. ڪن مفسرن جو قول آهي ته رعد هڪ ملائڪ جو نالو آهي جيڪو ڪڪرن تي مامور آهي، انهن کي هلائي ٿو. ف٣٧ يعني ان جي هيبت ۽ جلال کان ان جي تسبيح ڪن ٿا. ف٣٨ صاعقه اهو سخت آواز آهي، جيڪو آسمان ۽ زمين جي وچان لهي ٿو، پوءِ ان ۾ باهه پيدا ٿي وڃي ٿي يا عذاب يا موت ۽ اهو پنهنجي ذات ۾ هڪ ئي شيءِ آهي ۽ اهي ٽيئي شيون انهيءَ مان پيدا ٿين ٿيون (خازن). ف٣٩ شان نزول: حسن رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت ٿيل آهي ته محبوب نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن عرب جي هڪ نهايت سرڪش ڪافر کي اسلام جي دعوت ڏيڻ لاءِ صحابه ڪرام جي هڪ جماعت موڪلي، انهن کيس اسلام جي دعوت ڏني

چوڻ لڳو محمد (صلي الله تعاليٰ عليه وسلم) جو رب ڪير آهي، جنهن جي توهان مون کي دعوت ڏيو ٿا. ڇا! اهو سون جو آهي يا چانديءَ جو يا لوهه جو يا ٽامي جو؟ مسلمانن کي اها ڳالهه تمام ڳري لڳي ۽ انهن اچي محبوب سائين صلي الله تعاليٰ عليه وسلم جن کي عرض ڪيو ته اي محبوب، اهڙو سخت ۽ سياهه دل سرڪش ڪافر ڏسڻ ۾ نه آيو. محبوب سائين جن فرمايو، ان وٽ وري وڃو. ان وري به اهوئي گفتگو ڪيو ۽ هيترو وڌيڪ چيائين ته ڇا مان محمد مصطفيٰ (صلي الله تعاليٰ عليه وسلم) جن جي دعوت قبول ڪري اهڙي رب کي مڃان جنهن کي مان نه ڏٺو نه سڃاتو. اهي سڳورا واپس ٿيا ۽ انهن عرض ڪيو ته محبوب سائين ان جو خبث اڃا ترقي تي آهي. فرمايائون وري وڃو. ارشاد جي تعميل ٿي ۽ جنهن وقت ان سان ڳالهيون ڪري رهيا هئا، تنهن وقت به اهڙيون ئي ڪارنهه دلي جون ڳالهيون بڪي رهيو هو، ان وقت ئي هڪ ڪڪر آيو، ان مان بجلي چمڪي ۽ گوڙ ٿي ۽ بجلي ڪري ۽ ان ڪافر کي ساڙي ڇڏيائين. اهي سڳورا ان وٽ ويٺا رهيا. جڏهن اتان واپس ٿيا، تڏهن واٽ ۾ ڪن صحابه ڪرام جي هڪ ٻي جماعت ملي، اهي چوڻ لڳا ته ٻڌايو اهو شخص سڙي ويو، انهن سڳورن چيو ته توهان سڳورن کي ڪيئن خبر پئي. انهن فرمايو ته حضور محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن وٽ وحي آيو وَيُرْسِلُ الصَّوَاعِقَ فَيُصِيْبُ بِهَا مَنْ يَّشَاۗءُ وَهُمْ يُجَادِلُوْنَ فِي اللّٰهِ (خازن).

ڪن مفسرن ذڪر ڪيو آهي ته عامر بن طفيل، اربد بن ربيعه کي چيو ته محمد مصطفيٰ (صلي الله تعاليٰ عليه وسلم) وٽ هلو، مان کين ڳالهين ۾ لڳائيندس ته تون پٺيان تلوار سان حملو ڪجانءِ. اهو مشورو ڪري اهي محبوب جن وٽ آيا ۽ عامر محبوب پاڪ جن سان ڳالهائڻ شروع ڪيو، گهڻي گفتگو کان پوءِ چوڻ لڳو ته هاڻي اسان وڃون ٿا ۽ هڪ وڏو جرار لشڪر توهان تي آڻينداسون. اهو چئي هليو آيو. ٻاهر اچي اربد کي چيائين ته تلوار ڇو نه هنئي. ان چيو ڇا ڪريان، جڏهن مان تلوار هڻڻ جو ارادو ٿي ڪيم، تڏهن تون وچ ۾ اچي بيهو وڃين. محبوب منور سيد الڪونين صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن انهن ماڻهن جي نڪرڻ وقت هيءَ دعا گهرڻ فرمائي اَللّٰهُمَّ اكْفِهِمَا بِمَا شِئْتَ. جڏهن ٻئي مدينه شريف کان ٻاهر آيا، تڏهن انهن تي بجلي ڪري، اربد ته موقعي تي سڙي رک ٿي ويو ۽ عامر رستي ۾ تمام خراب حالت ۾ مئو (حسيني). ف٤٠ يعني ان جي توحيد جي شاهدي ڏيڻ ۽ لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ چوڻ يا هيءَ معنيٰ آهي ته اهو دعا قبول ڪري ٿو ۽ انهيءَ کان ئي دعا گهرڻ لائق آهي. ف٤١ معبود ڄاڻي يعني ڪافر جيڪي بتن جي پوڄا ڪن ٿا ۽ انهن کان مرادون گهرن ٿا. ف٤٢ پوءِ ڀانهن ڏگهيرڻ سان ڏنڌ سان پاڻي کوهه مان نڪري ان جي وات ۾ نه ايندو، ڇو ته پاڻي کي نه علم آهي نه شعور، جو ان جي حاجت ۽ اڄ کي ڄاڻي ۽ ان جي سڏ کي

دُوْنِهٖٓ اَوْلِيَآءَ لَا يَمْلِكُوْنَ لِاَنْفُسِهِمْ نَفْعًا وَّلَا ضَرًّا ؕ قُلْ هَلْ يَسْتَوِي

اهي حمايتي ٺاهيا آهن جيڪي پنهنجو ڀلو ۽ برو نه ٿا ڪري سگهن ف٤٧ تون فرماءِ ڇا

الْاَعْمٰى وَالْبَصِيْرُ ۙ اَمْ هَلْ تَسْتَوِي الظُّلُمٰتُ وَالنُّوْرُ ۚ اَمْ

انڌو ۽ اکين وارو برابر ٿي ويندا ف٤٨ يا ڇا برابر ٿي وينديون اونداهيون ۽ روشني ف٤٩

جَعَلُوْا لِلّٰهِ شُرَكَآءَ خَلَقُوْا كَخَلْقِهٖ فَتَشَابَهَ الْخَلْقُ عَلَيْهِمْ ؕ

ڇا الله جي واسطي اهڙا شريڪ ٺاهيا اٿن جن الله وانگر ڪجهه بنايو هجي پوءِ کين انهن جو ۽ ان جو ٺاهڻ هڪجهڙو ٿي ويو

قُلِ اللّٰهُ خَالِقُ كُلِّ شَيْءٍ وَّهُوَ الْوَاحِدُ الْقَهَّارُ ⑯ اَنْزَلَ مِنَ

معلوم ٿيو؟ ف٥٠ تون فرماءِ هر شيءِ جو خالق الله ئي آهي ف٥١ ۽ اهوئي اڪيلو سڀني تي غالب آهي. ف٥٢ انهيءَ آسمان مان

السَّمَآءِ مَآءً فَسَالَتْ اَوْدِيَةٌۢ بِقَدَرِهَا فَاحْتَمَلَ السَّيْلُ زَبَدًا

پاڻي لاٿو ته نالا (واديون) پنهنجي پنهنجي لائق وهي هليا پوءِ چڙهيل پاڻي ايريل جهڳ کڻي آيو ۽

رَّابِيًا ؕ وَمِمَّا يُوْقِدُوْنَ عَلَيْهِ فِي النَّارِ ابْتِغَآءَ حِلْيَةٍ اَوْ مَتَاعٍ

اهو جنهن تي باهه ٻاريندا آهن ف٥٣ زيور يا ٻئي سامان ٺاهڻ جي واسطي ف٥٤ ان تي

زَبَدٌ مِّثْلُهٗ ؕ كَذٰلِكَ يَضْرِبُ اللّٰهُ الْحَقَّ وَالْبَاطِلَ ۬ؕ فَاَمَّا الزَّبَدُ

به اهڙوئي جهڳ اٿندو آهي اهڙي طرح الله حق ۽ باطل جو مثال بيان ڪندو آهي پر جهڳ ته

فَيَذْهَبُ جُفَآءً ۚ وَاَمَّا مَا يَنْفَعُ النَّاسَ فَيَمْكُثُ فِي الْاَرْضِ ؕ كَذٰلِكَ

ردي ٿي ڪري پري ٿي ويندو آهي ۽ جيڪو ماڻهن کي نفعو پهچائي سو زمين ۾ رهندو آهي ف٥٥

يَضْرِبُ اللّٰهُ الْاَمْثَالَ ⑰ لِلَّذِيْنَ اسْتَجَابُوْا لِرَبِّهِمُ الْحُسْنٰى ؕ وَ

الله اهڙي طرح مثال بيان فرمائيندو آهي جن ماڻهن پنهنجي رب جو حڪم مڃيو انهن جي واسطي ڀلائي آهي

الَّذِيْنَ لَمْ يَسْتَجِيْبُوْا لَهٗ لَوْ اَنَّ لَهُمْ مَّا فِي الْاَرْضِ جَمِيْعًا وَّ

ف٥٦ ۽ جن ان جو حڪم نه مڃيو ف٥٧ جيڪڏهن انهن جي ملڪيت ۾ هجي اهو سمورو جيڪو زمين ۾ آهي ۽

مِثْلَهٗ مَعَهٗ لَافْتَدَوْا بِهٖ ؕ اُولٰٓئِكَ لَهُمْ سُوْٓءُ الْحِسَابِ ۙ وَمَاْوٰىهُمْ

ان جيترو ٻيو به ته ضرور پنهنجي جان ڇڏائڻ لاءِ ڏين ها اهي آهن جن جو حساب برو ٿيندو ف٥٨ ۽ انهن جو ٺڪاڻو

جَهَنَّمُ ؕ وَبِئْسَ الْمِهَادُ ⑱ اَفَمَنْ يَّعْلَمُ اَنَّمَآ اُنْزِلَ اِلَيْكَ مِنْ

جهنم آهي ۽ ڪهڙي نه بڇڙي پٿاري آهي. ڇا پوءِ جيڪو ڄاڻي ٿو ته جو ڪجهه تنهنجي طرف تنهنجي رب وٽان لٿو

سمجهي ۽ سڃاڻي، نه ان ۾ هي طاقت آهي جو پنهنجي جاءِ کان حرڪت ڪري ۽ پنهنجي طبيعت جي اقتضا جي خلاف متي چڙهي سڏڻ واري جي وات ۾ پهچي وڃي، اهوئي حال بُتن جو آهي، جو نه کين پرستن جي پڪارڻ جي خبر آهي، نه سندن حاجت جو شعور، نه اهي سندن نفعي تي ڪا طاقت رکن ٿا. ف٤٣ جيئن مؤمن. ف٤٤ جيئن منافق ۽ ڪافر. ف٤٥ سندن پيروي ۾ الله تعالىٰ کي سجدو ڪن ٿا. زجاج چيو ته ڪافر غيرالله کي سجدو ڪري ٿو ۽ سندن پاڇو الله تعالىٰ کي. ابن انباري چيو ته ڪجهه پري نه آهي جو الله تعالىٰ پاڇن ۾ اهڙي سمجهه پيدا ڪري جو اهي ان کي سجدو ڪن. ڪن جو قول آهي ته سجدي مان پاڇي جو هڪ طرف کان ٻئي طرف مائل ٿيڻ ۽ سج جي مٿي اچڻ ۽ لهڻ سان گهٽ وڌ ٿيڻ مراد آهي (خازن). ف٤٦ ڇو ته ان سوال جو هن کان سواءِ ٻيو ڪو جواب ئي نه آهي ۽ مشرڪ غيرالله جي عبادت ڪرڻ جي باوجود سندس اقراري آهن ته آسمان ۽ زمين جو خالق الله تعالىٰ آهي. جڏهن اهو امر تسليم ٿيل آهي، تڏهن.

ف٤٧ يعني بُت. جڏهن انهن جي اها بي طاقتي ۽ بي قدرتي آهي ته پوءِ اهي ٻين کي ڪهڙو نفعو ۽ نقصان پهچائي سگهن ٿا. اهڙن کي معبود بڻائڻ ۽ خالق رازق، قوي ۽ قادر کي ڇڏڻ انتها درجي جي گمراهي آهي.

ف٤٨ يعني مؤمن ۽ ڪافر.

ف٤٩ يعني ڪفر ۽ ايمان.

ف٥٠ ۽ هن سبب جي ڪري حق انهن تي شبهه وارو ٿي ويو ۽ اهي بُت پرستي ڪرڻ لڳا ايئن ته نه آهي، بلڪ جن بُتن کي اهي پوڄين ٿا، الله تعالىٰ جي مخلوق وانگر ڪجهه ٺاهڻ ته ڪٿي، اهي ته انهن جي نهيل شين جا مثل به ٺاهي نه ٿا سگهن. صرف عاجز آهن. اهڙن پٿرن کي پوڄڻ عقل ۽ سمجهه جي بلڪل خلاف آهي.

ف٥١ جيڪو مخلوق هجڻ جي صلاحيت رکي، انهن سڀني جو خالق الله تعالىٰ ئي آهي، ٻيو ڪو به نه آهي ته پوءِ ٻئي کي عبادت ۾ شريڪ ڪرڻ عقل وارو ڪهڙي طرح پسند ڪري سگهي ٿو.

ف٥٢ سمورا سندس قدرت ۽ اختيار هيٺ آهن.

ف٥٣ جيئن سون، چاندي ۽ ٽامو وغيره.

ع ٢ / ١١ / ٨

ف٥٤ ٽانءُ وغيره.

ف٥٥ اهڙي طرح ئي باطل جيتوڻيڪ ڪيترو ئي ايري وڃي ۽ ڪن وقتن ۽ حالتن ۾ جهڳ وانگر حد کان مٿي ٿي وڃي، مگر انجام ڪار مٽجي وڃي ٿو ۽ حق اصلي شيءِ ۽ صاف جوهر وانگر باقي ۽ ثابت رهي ٿو.

ف٥٦ يعني جنت. ف٥٧ ۽ ڪفر ڪيو. ف٥٨ جو هر ڪم تي پڪڙ ڪئي ويندي ۽ ان مان ڪجهه به نه بخشيو ويندو (جلالين ۽ خازن).

رَّبِّكَ الْحَقُّ كَمَنْ هُوَ اَعْمٰى ؕ اِنَّمَا يَتَذَكَّرُ اُولُوا الْاَلْبَابِ ﴿۱۹﴾ الَّذِيْنَ

سو حق آهي و٥٩ اهو ان وانگر ٿيندو جيڪو انڌو آهي و٦٠ نصيحت ته فقط عقل وارا مڃيندا آهن. جيڪي الله

يُوْفُوْنَ بِعَهْدِ اللّٰهِ وَلَا يَنْقُضُوْنَ الْمِيْثَاقَ ﴿۲۰﴾ وَالَّذِيْنَ يَصِلُوْنَ

سان ڪيل عهد پورا ڪندا آهن و٦١ ۽ پڪو قول ڪري ڦرندا نه آهن. ۽ اهي ڳنڍيندا آهن

مَاۤ اَمَرَ اللّٰهُ بِهٖۤ اَنْ يُّوْصَلَ وَ يَخْشَوْنَ رَبَّهُمْ وَيَخَافُوْنَ سُوْٓءَ

جنهن جي ڳنڍڻ جو الله حڪم ڏنو و٦٢ ۽ پنهنجي رب کان ڊڄندا آهن ۽ بُري حساب کان خوف رکندا

الْحِسَابِ ﴿۲۱﴾ وَالَّذِيْنَ صَبَرُوا ابْتِغَآءَ وَجْهِ رَبِّهِمْ وَاَقَامُوا الصَّلٰوةَ

آهن. و٦٣ ۽ اهي جن صبر ڪيو و٦٤ پنهنجي رب جي رضا طلبي جي واسطي نماز قائم ڪيائون

وَاَنْفَقُوْا مِمَّا رَزَقْنٰهُمْ سِرًّا وَّعَلَانِيَةً وَّيَدْرَءُوْنَ بِالْحَسَنَةِ

۽ اسان جي ڏني مان اسان جي واٽ ۾ ڳجهو ۽ ظاهر ڪجهه خرچ ڪيائون و٦٥ ۽ برائي جي بدلي ڀلائي ڪري ٽاريندا

السَّيِّئَةَ اُولٰٓئِكَ لَهُمْ عُقْبَى الدَّارِ ﴿۲۲﴾ جَنّٰتُ عَدْنٍ يَّدْخُلُوْنَهَا

آهن و٦٦ انهن جي واسطي آهي آخرت جي گهر جو نفعو. رهائش جا باغ جن ۾ اهي داخل ٿيندا

وَمَنْ صَلَحَ مِنْ اٰبَآئِهِمْ وَاَزْوَاجِهِمْ وَذُرِّيّٰتِهِمْ وَالْمَلٰٓئِكَةُ

۽ اهي جيڪي لائق هجن و٦٧ سندن ابن ڏاڏن ۽ زالن ۽ اولاد مان و٦٨ ۽ ملائڪ و٦٩

يَدْخُلُوْنَ عَلَيْهِمْ مِّنْ كُلِّ بَابٍ ﴿۲۳﴾ سَلٰمٌ عَلَيْكُمْ بِمَا صَبَرْتُمْ

وٽن هر دروازي کان هن طرح چوندا ايندا. توهان تي سلامتي هجي توهان جي صبر جي بدلي ۾

فَنِعْمَ عُقْبَى الدَّارِ ﴿۲۴﴾ وَالَّذِيْنَ يَنْقُضُوْنَ عَهْدَ اللّٰهِ مِنْۢ

پوءِ آخرت جو گهر ڪهڙو نه سٺو آهي. ۽ اهي جيڪي الله جو عهد ان جي پڪي ٿيڻ کان پوءِ

بَعْدِ مِيْثَاقِهٖ وَيَقْطَعُوْنَ مَاۤ اَمَرَ اللّٰهُ بِهٖۤ اَنْ يُّوْصَلَ وَ

ٽوڙيندا آهن ۽ جنهن جي ڳنڍڻ جو الله حڪم فرمايو ان کي ڇنندا آهن ۽

يُفْسِدُوْنَ فِي الْاَرْضِ ۙ اُولٰٓئِكَ لَهُمُ اللَّعْنَةُ وَلَهُمْ سُوْٓءُ الدَّارِ ﴿۲۵﴾

زمين ۾ فساد پکيڙيندا آهن و٧٢ انهن جو حصو لعنت ئي آهي ۽ انهن جو نصيب بڇڙو گهر آهي و٧٣.

اَللّٰهُ يَبْسُطُ الرِّزْقَ لِمَنْ يَّشَآءُ وَيَقْدِرُ ؕ وَفَرِحُوْا بِالْحَيٰوةِ الدُّنْيَا ؕ

الله جنهن کي گهري رزق ڪشادو ڏي ۽ و٧٤ رزق تنگ ڪري ۽ ڪافر دنيا جي زندگي تي آڪڙ جي ويا و٧٥



و٥٩ ۽ ان تي ايمان آڻي ٿو ۽ ان جي مطابق عمل ڪري ٿو.

و٦٠ حق کي نه ٿو ڄاڻي، قرآن تي ايمان نه ٿو آڻي، ان جي مطابق عمل نه ٿو ڪري. هي آيت حضرت حمزه ابن عبد المطلب ۽ ابو جهل جي حق ۾ نازل ٿي.

و٦١ سندس رب هجڻ جي شاهدي ڏين ٿا ۽ سندس حڪم مڃين ٿا.

و٦٢ يعني الله تعالىٰ جي سمورن ڪتابن ۽ سندس سمورن رسولن تي ايمان آڻن ٿا ۽ ڪن کي مڃي ڪري، ڪن کان انڪاري ٿي انهن ۾ تفريق نه ٿا ڪن يا هي معنيٰ آهي ته قرابت جي حقن جي نگهباني ڪن ٿا ۽ رشتو نه ٿا ٽوڙين. انهي ۾ محبوبِ رسول ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم جن جون قرابتون ۽ ايماني قرابتون به داخل آهن. سادات ڪرام جو احترام ۽ مسلمانن سان محبت ۽ احسان ۽ انهن جي مدد ۽ انهن جي طرف کان مدافعت ۽ انهن سان شفقت ۽ سلام ودعا ۽ مسلمان مريضن جي عيادت ۽ پنهنجن دوستن، خادمن، پاڙيسرين ۽ سفر جي ساٿين جي حقن جي حفاظت ۽ رعايت به ان ۾ داخل آهي ۽ شريعت مقدسه ۾ ان جي لحاظ رکڻ جو گهڻو تاڪيد ٿيل آهي. گهڻائي سان صحيح حديثون انهي باب ۾ وارد آهن.

و٦٣ ۽ حساب جي وقت کان اڳ خود پنهنجن نفسن کان پڇا ڳاڇا ڪن ٿا.

و٦٤ طاعتن ۽ مصيبتن تي ۽ نافرماني کان پري رهيا.

و٦٥ نفلن جو لڪائڻ ۽ فرض جو ظاهر ڪرڻ افضل آهي.

و٦٦ بدڪلامي جو جواب مٺي ڪلام سان ڏين ٿا ۽ جيڪر انهن کي محروم ڪري ٿو، ان تي عطا ڪن ٿا. جڏهن انهن تي ظلم ڪيو وڃي ٿو ته معاف ڪن ٿا. جڏهن انهن کان مٽي مائٽي ٽوڙي وڃي ٿي تڏهن ملائن ٿا ۽ جڏهن گناهه ڪن ٿا، تڏهن توبه ڪن ٿا. جڏهن ناجائز ڪم ڏسن ٿا، تڏهن ان کي تبديل ڪن ٿا ۽ جهالت جي بدلي حلم ۽ ايذاء جي بدلي صبر ڪن ٿا.

[illegible]

و٦٨ جيتوڻيڪ ماڻهن انهن جهڙا عمل نه ڪيا هجن، تڏهن به الله تعالىٰ انهن جي اڪرام جي لاءِ هنن کي انهن جي درجي ۾ داخل فرمائيندو.

و٦٩ هر هڪ ڏينهن ۽ رات ۾ هدايتون ۽ رضا جون خوشخبريون وٺي ڪري جنت جي.

و٧٠ تحيت ۽ تڪريم جي طريقي سان.

و٧١ ان جي قبول ڪرڻ جي بدران.

و٧٢ ڪفر ۽ نافرماني جو ارتڪاب ڪري.

و٧٣ يعني جهنم.

و٧٤ جنهن لاءِ گهري. و٧٥ ۽ شڪرگذار نه ٿيا. مسئلو:- دنيا جي دولت تي خوش ٿيڻ ۽ مغرور ٿيڻ حرام آهي.

20

وَمَا الْحَيٰوةُ الدُّنْيَا فِي الْاٰخِرَةِ اِلَّا مَتَاعٌ ﴿۲۶﴾ وَيَقُوْلُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا

۽ دنيا جي زندگي آخرت جي مقابل ۾ نه آهي مگر ڪجهه ڏينهن جو نفعو وٺڻ . ۽ ڪافر چون ٿا ته ان تي سندس

لَوْلَآ اُنْزِلَ عَلَيْهِ اٰيَةٌ مِّنْ رَّبِّهٖ ۭ قُلْ اِنَّ اللّٰهَ يُضِلُّ مَنْ

رب جي طرف کان ڪا نشاني ڇو نه لٿي ، تون فرماءِ بيشڪ الله جنهن کي گهري گمراهه ڪندو

يَّشَاۗءُ وَيَهْدِيْٓ اِلَيْهِ مَنْ اَنَابَ ﴿۲۷﴾ۖ اَلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَتَطْمَىِٕنُّ

آهي ول۷۶ ۽ پنهنجي راهه ان کي ڏيندو آهي جيڪو ان جي طرف رجوع ڪري . اهي جن ايمان آندو ۽ انهن جون دليون الله

قُلُوْبُهُمْ بِذِكْرِ اللّٰهِ ۭ اَلَا بِذِكْرِ اللّٰهِ تَطْمَىِٕنُّ الْقُلُوْبُ ﴿۲۸﴾ۭ اَلَّذِيْنَ

جي ياد سان سڪون لهن ٿيون ، ٻڌو الله جي ياد ۾ دلين جو آرام آهي ول۷۷ . اهي جن ايمان

اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ طُوْبٰى لَهُمْ وَحُسْنُ مَاٰبٍ ﴿۲۹﴾ كَذٰلِكَ

آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون انهن جي واسطي خوشي آهي ۽ چڱي پڄاڻي ول۷۸ اهڙي طرح اسان

اَرْسَلْنٰكَ فِيْٓ اُمَّةٍ قَدْ خَلَتْ مِنْ قَبْلِهَآ اُمَمٌ لِّتَتْلُوَا۟ عَلَيْهِمُ

توهان کي ان امت ۾ موڪليو جنهن کان اڳ ۾ ڪيترِيون امتون ٿي گذريون ول۷۹ جو توهان انهن کي پڙهي ٻڌايو ول۸۰

الَّذِيْٓ اَوْحَيْنَآ اِلَيْكَ وَهُمْ يَكْفُرُوْنَ بِالرَّحْمٰنِ ۭ قُلْ هُوَ رَبِّيْ

جيڪو اسان توهان جي طرف وحي ڪري موڪليو ۽ اهي رحمٰن جا منڪر ٿي ويا ول۸۱ تون فرماءِ اهو منهنجو رب آهي

لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۚ عَلَيْهِ تَوَكَّلْتُ وَاِلَيْهِ مَتَابِ ﴿۳۰﴾ وَلَوْ اَنَّ قُرْاٰنًا

ان کان سواءِ ڪو ٻيو عبادت جو لائق نه آهي مان انهيءَ تي ڀروسو ڪيو ۽ ان جي طرف منهنجو موٽڻ آهي ۽ جيڪڏهن ڪو اهڙو قرآن

سُيِّرَتْ بِهِ الْجِبَالُ اَوْ قُطِّعَتْ بِهِ الْاَرْضُ اَوْ كُلِّمَ بِهِ الْمَوْتٰى ۭ بَلْ

اچي ها جنهن سان پهاڙ هلي وڃن ها ول۸۲ يا زمين ڦاٽي پوي ها يا مُردا ڳالهائڻ لڳن ها تڏهن به

لِّلّٰهِ الْاَمْرُ جَمِيْعًا ۭ اَفَلَمْ يَايْــــَٔـسِ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اَنْ لَّوْ يَشَاۗءُ اللّٰهُ

اهي ڪافر نه مڃن ها بلڪ سمورا ڪم الله جي ئي اختيار ۾ آهن ول۸۳ ول۸۴ ڇا پوءِ مسلمان ان کان نااميد نه ٿيا ول۸۵ جو الله چاهي ها

لَهَدَى النَّاسَ جَمِيْعًا ۭ وَلَا يَزَالُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا تُصِيْبُهُمْ

ته سمورن ماڻهن کي هدايت ڪري ڇڏي ها ول۸۶ ۽ ڪافرن کي هميشه جي واسطي اها سخت تڪليف

بِمَا صَنَعُوْا قَارِعَةٌ اَوْ تَحُلُّ قَرِيْبًا مِّنْ دَارِهِمْ حَتّٰى يَاْتِيَ

پهچندي رهندي ول۸۷ يا انهن جي گهرن جي قريب لهندي ول۸۸ ايستائين جو الله جو

ول۷۶ جو اهو آيتون ۽ معجزن جي نازل ٿيڻ کان پوءِ به هي چوندو رهي ته ڪا نشاني ڇو نه لٿي . ڪو معجزو ڇو نه آيو . گهڻن معجزن جي باوجود گمراهه رهي ٿو . ع ۳ ۸ 9

ول۷۷ سندس رحمت وفضل ۽ سندس احسان ۽ ڪرم کي ياد ڪري بيقرار دلين کي قرار ۽ اطمينان حاصل ٿئي ٿو ، جيتوڻيڪ سندس عدل ۽ عتاب جي يادگيري دلين کي خوف وارو ڪري ٿي ، جيئن ته هي آيت ۾ فرمايو اٿس اِنَّمَا الْمُؤْمِنُوْنَ الَّذِيْنَ اِذَا ذُكِرَ اللّٰهُ وَجِلَتْ قُلُوْبُهُمْ . حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما هن آيت جي تفسير ۾ فرمايو ته مسلمان جڏهن الله تعالىٰ جو پاڪ نالو وٺي قسم کڻي ٿو ته ٻيا مسلمان ان تي اعتبار ڪن ٿا ۽ انهن جي دلين کي اطمينان اچي وڃي ٿو .

ول۷۸ طوبىٰ خوشخبري آهي راحت ونعمت ۽ تازگي ۽ خوشحالي جي . سعيد بن جبير چيو ته طوبىٰ حبشي زبان ۾ جنت جو نالو آهي حضرت ابوهريره ۽ ٻين صحابه ڪرام کان روايت ٿيل آهي ته طوبىٰ جنت جي هڪ وڻ جو نالو آهي ، جنهن جو ڇانورو جنت ۾ پهچندو ، اهو وڻ جنت عدن ۾ آهي ۽ سندس پاڙ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي ايوان مُعلّىٰ ۾ ۽ سندس شاخون جنت جي هر محل ۽ محلات ۾ آهن . ان ۾ ڪارائڻ کان سواءِ هر قسم جا رنگ ۽ خوشنمايون آهن . هر قسم جا ڦر ۽ ميوا منجهس لڙڪيل آهن ، سندس پاڙ مان ڪافور ۽ سلسبيل جون نهرون جاري آهن . ول۷۹ پوءِ توهان جي امت سڀني کان پوئين اُمت آهي ۽ توهان خاتم الانبياء آهيو ، توهان کي وڏي شان ۽ شوڪت سان رسالت عطا ڪئي سون . ول۸۰ اهو عظيم ڪتاب . ول۸۱ شان نزول : - قتاده ۽ مقاتل وغيره جو قول آهي ته هي آيت صلح حديبيه ۾ نازل ٿي . جنهن جو مختصر واقعو هي آهي ته سهيل بن عمرو جڏهن صلح جي لاءِ آيو ۽ صلح نامي لکڻ تي اتفاق ٿي ويو ته محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن حضرت علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنه کي فرمايو لک بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ . ڪافرن ان ۾ جهيڙو ڪيو ۽ چيو ته توهان اسان جي دستور مطابق باسمك اللّٰهم لکرايو . ان جي متعلق آيت ۾ ارشاد ٿئي ٿو ته اهي رحمٰن جا انڪاري ٿي رهيا آهن . ول۸۲ پنهنجي جاءِ کان . ول۸۳ شان نزول : - قريش جي ڪافرن ، محبوب سردار عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن کي چيو هو ته جيڪڏهن توهان هي گهرو ته اسان توهان جي نبوت مڃيون توهان جي تابعداري ڪريون ته پوءِ توهان قرآن شريف پڙهي ان جي اثر سان مڪه مڪرمه جا جبل هٽائي ڇڏيو ته جيئن اسان کي پوکن ڪرڻ لاءِ ڪشادو ميدان ملي وڃي ۽ زمين ڦاڙي چشمو پيدا ڪريو ته جيئن اسان ان سان پوکن ۽ باغن کي سيراب ڪريون ۽ قصي بن ڪلاب وغيره اسان جي مُئلن ابن ڏاڏن کي جيئرو ڪريو ته جيئن اهي اسان کي چئي وڃن ته توهان نبي آهيو . ان جي جواب ۾ هي آيت نازل ٿي ۽



ٻڌايو ويو ته اهي حيلن حوالن ڪرڻ وارا ڪنهن حال ۾ به ايمان نه آڻيندا . ول۸۴ پوءِ ايمان اهوئي آڻيندو ، جنهن کي الله تعالىٰ گهري ۽ توفيق ڏئي ، ان کان سواءِ ٻيو ڪو ايمان آڻڻ وارو نه آهي ، جيتوڻيڪ کين اهي ئي نشان ڏيکاريا وڃن ، جيڪي اهي طلب ڪن . ول۸۵ يعني ڪافرن جي ايمان آڻڻ سان ، توڙي انهن کي ڪيترين ئي نشانين ڏيکاريون وڃن ۽ ڇا مسلمانن کي ان جو يقيني علم نه آهي . ول۸۶ ڪنهن نشانيءَ کان سواءِ ، پر اهو جيڪو چاهي ٿو سو ڪري ٿو ۽ اهائي حڪمت آهي . هي جواب آهي انهن مسلمانن جو جن ڪافرن جي نئين نئين نشانين طلب ڪرڻ تي هي گهريو هو ته جيڪو ڪافر به ڪا نشاني طلب ڪري اهائي کيس ڏيکاري . هن ۾ کين ٻڌايو ويو ته جڏهن زبردست نشانين اچڻ کانپوءِ به ڇڪتاڻ شڪن ۽ وهمن جون سموريون واٽون بند ڪيون ويون ، دين جي حقانيت روشن ڏينهن کان به وڌيڪ واضح ٿي وئي . انهن چٽن دليلن جي باوجود جيڪي ماڻهو ڦري ويا ، حق جا اعترافي نه ٿيا ، ظاهر ٿي ويو ته اهي ضدي آهن ۽ ضدي ڪنهن به دليل سان نه مڃيندو آهي ، ته پوءِ مسلمانن کي هاڻي انهن کان حق جي قبول ڪرڻ جي ڪهڙي اميد ، ڇا ڇا تائين انهن جو عناد ڏسي ۽ آيتن ۽ چٽين نشانين کان منهن موڙڻ مشاهدو ڪري به انهن کان حق جي قبول ڪرڻ جي اميد رکي سگهجي ٿي . البت انهن جي ايمان آڻڻ ۽ مڃڻ جي هي صورت آهي ته الله تعالىٰ انهن کي مجبور ڪري ۽ انهن جو اختيار سلب ڪري . ان قسم جي هدايت چاهي ها ته سڀني ماڻهن کي هدايت فرمائي ها ، ڪو به ڪافر نه رهي ها . مگر آزمائش ۽ امتحان جي حڪمت ان جي متقاضي نه آهي . ول۸۷ يعني اهي ان تڪذيب ۽ عناد جي سبب جي ڪري قسم قسم جي حوادث ومصائب ، آفتن ۽ مصيبتن ۾ مبتلا رهندا ، ڪڏهن ڏڪر ۾ ، ڪڏهن ڦرجڻ ۾ ، ڪڏهن قيد ٿيڻ ، ڪڏهن مارجي وڃڻ ۾ . ول۸۸ ۽ انهن جي اضطراب ۽ پريشاني جو سبب ٿيندي ۽ انهن تائين انهن مصيبتن جا نقصان پهچندا .

وَعْدُ اللّٰهِ ۭ اِنَّ اللّٰهَ لَا يُخْلِفُ الْمِيْعَادَ ﴿٣١﴾ وَلَقَدِ اسْتُهْزِئَ بِرُسُلٍ

واعدو اچي وڃي ٨٩ بيشڪ الله وعدي جي خلاف نٿو ڪندو آهي. ٩٠ بيشڪ تو کان اڳين رسولن تي مسخريون

مِّنْ قَبْلِكَ فَاَمْلَيْتُ لِلَّذِيْنَ كَفَرُوْا ثُمَّ اَخَذْتُهُمْ ۣ فَكَيْفَ

ڪيون ويون پوءِ مان ڪجهه ڏينهن ڍر ڏني (ڪافرن کي) پوءِ انهن کي پڪڙيم ٩١ پوءِ منهنجو عذاب

كَانَ عِقَابِ ﴿٣٢﴾ اَفَمَنْ هُوَ قَاۗىِٕمٌ عَلٰي كُلِّ نَفْسٍۢ بِمَا كَسَبَتْ ۚ

ڪهڙو (نه سخت) هو. ڇا پوءِ اهو هر ساهه تي سندس عملن جي نگاهه داشت رکندڙ آهي ٩٢

وَجَعَلُوْا لِلّٰهِ شُرَكَاۗءَ ۭ قُلْ سَمُّوْهُمْ ۭ اَمْ تُنَبِّــــُٔـوْنَهٗ بِمَا لَا يَعْلَمُ فِي

اهي الله جا شريڪ ٺاهن ٿا، تون فرماءِ انهن جا نالا ته وٺو ٩٣ يا ان کي اهو ٻڌايو ٿا جو ان جي علم ۾

الْاَرْضِ اَمْ بِظَاهِرٍ مِّنَ الْقَوْلِ ۭ بَلْ زُيِّنَ لِلَّذِيْنَ كَفَرُوْا

سموري زمين ۾ نه آهي ٩٤ يا ائين مٿاڇري ڳالهه ٩٥ بلڪ ڪافرن جي نظر ۾ انهن جي ٺڳي چڱي

مَكْرُهُمْ وَصُدُّوْا عَنِ السَّبِيْلِ ۭ وَمَنْ يُّضْلِلِ اللّٰهُ فَمَا لَهٗ

لڳي ۽ راهه کان روڪيا ويا ٩٦ ۽ جنهن کي الله گمراهه ڪري ان کي ڪو هدايت ڪرڻ وارو

مِنْ هَادٍ ﴿٣٣﴾ لَهُمْ عَذَابٌ فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا وَلَعَذَابُ الْاٰخِرَةِ

نه آهي. انهن جي واسطي عذاب آهي دنيا جي زندگي ۾ ٩٧ بيشڪ آخرت جو عذاب سڀ کان سخت

اَشَقُّ ۚ وَمَا لَهُمْ مِّنَ اللّٰهِ مِنْ وَّاقٍ ﴿٣٤﴾ مَثَلُ الْجَنَّةِ الَّتِيْ وُعِدَ

آهي ۽ انهن کي الله کان ڪو بچائڻ وارو نه آهي. ان جنت جو احوال جنهن جو پرهيزگارن سان

الْمُتَّقُوْنَ ۭ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ ۭ اُكُلُهَا دَاۗىِٕمٌ وَّظِلُّهَا ۭ تِلْكَ

واعدو آهي، ان جي هيٺان نهرون وهن ٿيون ان جا ميوا ۽ ان جي ڇانو دائمي آهي ٩٨ اها پڇاڙي

عُقْبَى الَّذِيْنَ اتَّقَوْا ڰ وَّعُقْبَى الْكٰفِرِيْنَ النَّارُ ﴿٣٥﴾ وَالَّذِيْنَ

آهي پرهيزگارن جي ٩٩ ۽ ڪافرن جي پڇاڙي باهه آهي. ۽ جن کي اسان

اٰتَيْنٰهُمُ الْكِتٰبَ يَفْرَحُوْنَ بِمَآ اُنْزِلَ اِلَيْكَ وَمِنَ الْاَحْزَابِ

ڪتاب ڏنو ١٠٠ اهي ان تي خوش ٿين ٿا جيڪو تنهنجي طرف لٿو ۽ انهن ٽولن مان ١٠١

مَنْ يُّنْكِرُ بَعْضَهٗ ۭ قُلْ اِنَّمَآ اُمِرْتُ اَنْ اَعْبُدَ اللّٰهَ وَلَآ اُشْرِكَ

ڪي اهي آهن جو ان جي ڪجهه حصي جا منڪر آهن، تون فرماءِ مون کي ته اهو ئي حڪم آهي جو الله جي عبادت ڪريان ۽ ان سان ڪنهن کي

ع ٥/١٠

ف ٨٩ الله تعاليٰ جي طرف کان فتح ۽ مدد ۽ الله تعاليٰ ۽ رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وسلم ۽ سندن دين غالب ٿئي ۽ مڪه مڪرمه فتح ڪيو وڃي. ڪن مفسرن چيو ته ان وعدي مان قيامت جو ڏينهن مراد آهي، جنهن ۾ عملن جي جزا ڏني ويندي.

ف ٩٠ ان کان پوءِ الله تعاليٰ پنهنجي محبوب نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وسلم جن جي تسڪين خاطر فرمائي ٿو ته ان بيهوده قسم جي سوال ۽ اهڙي مسخري ۽ ٺٺولي کان توهان ڏکويل نه ٿيو، جو ته هدايت ڪرڻ وارن کي اهڙا واقعا پيش ايندا آهن، جيئن الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو.

ف ٩١ ۽ دنيا ۾ ڪين ڏڪر، قتل ۽ قيد ۾ مبتلا ڪيم ۽ آخرت ۾ انهن جي لاءِ جهنم جو عذاب آهي.

ف ٩٢ چڱي جي ۽ برِي جي ۽ يعني الله تعاليٰ. ڇا اهو انهن بتن جي مثل ٿي سگهي ٿو جيڪي اهڙا نه آهن، نه انهن کي علم آهي، نه قدرت، عاجز ۽ بي سمجهه آهن.

ف ٩٣ اهي آهن ڪير ؟ .

ف ٩٤ ۽ جيڪو ان جي علم ۾ نه هجي، اهو محض باطل آهي ۽ ٿي ئي نه ٿو سگهي ۽ جو ته ان جو علم هر شيءِ کي محيط آهي، انهي ڪري ان لاءِ شريڪ هجڻ باطل ۽ غلط آهي.

ف ٩٥ جي پويان ٿيو ٿا، جنهن جو ڪو اصل ۽ ڪا حقيقت نه آهي.

ف ٩٦ يعني رشد و هدايت ۽ دين جي وات کان.

ف ٩٧ قتل ۽ قيد جو.

ف ٩٨ يعني ان جو ميوو ۽ ڇانو دائمي آهي. انهن مان ڪو منقطع ۽ زائل ٿيڻ وارو نه آهي. جنت جو حال عجيب آهي، ان ۾ نه سج آهي، نه چنڊ، نه اونداهي. ان جي باوجود غير منقطع ۽ دائمي ڇانو آهي.

ف ٩٩ يعني پرهيزگارن جي لاءِ جنت آهي.

ف ١٠٠ يعني اهي يهودي ۽ نصاريٰ، جيڪي اسلام سان مشرف ٿيا جيئن عبدالله بن سلام وغيره ۽ حبشه ۽ نجران جا نصاريٰ.

ف ١٠١ يهودين ۽ نصارن ۽ مشرڪن جا جيڪي توهان جي دشمني ۾ سرشار آهن ۽ توهان تي انهن حملا ڪيا آهن.

بِهٖؕ اِلَيْهِ اَدْعُوْا وَاِلَيْهِ مَاٰبِ ۝۳۶ وَكَذٰلِكَ اَنْزَلْنٰهُ حُكْمًا

شريڪ نہ ڪريان مان ان جي طرف سڏيان ٿو ۽ انهيءَ جي طرف منهنجو موٽڻ آهي ۽ اهڙيءَ طرح اسان ان کي نازل ڪيو آهي عربي

عَرَبِيًّاؕ وَلَئِنِ اتَّبَعْتَ اَهْوَآءَهُمْ بَعْدَمَا جَآءَكَ مِنَ الْعِلْمِۙ

فيصلو ڪري ۽ اي ٻڌندڙ جيڪڏهن تون انهن جي خواهشن جي پٺيان هلندين بعد ان جي جو توکي علم اچي چڪو

مَا لَكَ مِنَ اللّٰهِ مِنْ وَّلِيٍّ وَّلَا وَاقٍ ۝۳۷ وَلَقَدْ اَرْسَلْنَا رُسُلًا

ته الله وٽ نہ تنهنجو ڪو حمايتي هوندو نہ بچائڻ وارو ۽ بيشڪ اسان تو کان اڳ ۾ رسول

مِّنْ قَبْلِكَ وَجَعَلْنَا لَهُمْ اَزْوَاجًا وَّذُرِّيَّةًؕ وَمَا كَانَ لِرَسُوْلٍ

موڪليا ۽ انهن جي واسطي گهروار يون ۽ ٻار ڪياسي ۽ ڪنهن رسول جو ڪم نہ آهي

اَنْ يَّاْتِيَ بِاٰيَةٍ اِلَّا بِاِذْنِ اللّٰهِؕ لِكُلِّ اَجَلٍ كِتَابٌ ۝۳۸ يَمْحُوا اللّٰهُ

جو ڪا نشاني آڻي مگر الله جي حڪم سان، هر واعدي جي واسطي هڪ لکت آهي الله جيڪي چاهي

مَا يَشَآءُ وَيُثْبِتُ ۚۖ وَعِنْدَهٗٓ اُمُّ الْكِتٰبِ ۝۳۹ وَاِنْ مَّا نُرِيَنَّكَ

متائيندو ۽ ثابت رکندو آهي ۽ اصل لکيل انهيءَ وٽ آهي. ۽ جيڪڏهن اسان توکي ڏيکاريون

بَعْضَ الَّذِيْ نَعِدُهُمْ اَوْ نَتَوَفَّيَنَّكَ فَاِنَّمَا عَلَيْكَ الْبَلٰغُ

ڪو واعدو جيڪو انهن کي ڏنو وڃي ٿو يا اڳيئي اسان توکي پاڻ وٽ گهرايون پوءِ هر حالت ۾ تنهنجي ذمي فقط

وَعَلَيْنَا الْحِسَابُ ۝۴۰ اَوَلَمْ يَرَوْا اَنَّا نَاْتِي الْاَرْضَ نَنْقُصُهَا

پهچائڻ آهي ۽ حساب وٺڻ اسان جي ذمي آهي ڇا انهن کي نظر نہ آيو ته اسان هر طرف کان انهن جي آبادي گهٽائيندا

مِنْ اَطْرَافِهَاؕ وَاللّٰهُ يَحْكُمُ لَا مُعَقِّبَ لِحُكْمِهٖؕ وَهُوَ سَرِيْعُ

اچون ٿا ۽ الله حڪم فرمائي ٿو ان جي حڪم کي پٺتي ڪندڙ ڪو به نہ آهي ۽ ان کي حساب وٺندي دير نہ

الْحِسَابِ ۝۴۱ وَقَدْ مَكَرَ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ فَلِلّٰهِ الْمَكْرُ جَمِيْعًاؕ

ٿي لڳي. ۽ انهن کان اڳيان فريب ڪري چڪا آهن پوءِ سموري خفيه تدبير جو مالڪ ته الله ئي آهي

يَعْلَمُ مَا تَكْسِبُ كُلُّ نَفْسٍؕ وَسَيَعْلَمُ الْكُفّٰرُ لِمَنْ عُقْبَى

ڄاڻي ٿو جو ڪجهه ڪمائي ڪو به ساهه ۽ اجهو ڪافرن کي خبر پوندي ڪنهن کي ملي ٿو آخرت جو

الدَّارِ ۝۴۲ وَيَقُوْلُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لَسْتَ مُرْسَلًاؕ قُلْ كَفٰى بِاللّٰهِ

گهر. ۽ ڪافر چوندا آهن ته تون رسول نہ آهين، تون فرماءِ الله ڪافي شاهد

ف۱۰۲ هن ۾ ڪهڙي ڳالهه انڪار جي قابل آهي، جو نہ ٿا مڃين.

ف۱۰۳ يعني جهڙيءَ طرح اڳين نبين سڳورن کي سندن زبانن ۾ احڪام ڏنا هئا سي، اهڙيءَ طرح اسان هيءُ قرآن پاڪ اي محبوب سيد الانبياء صلي الله عليه واله وسلم توهان جي عربي زبان ۾ نازل فرمايو سي* جوان ۾ الله تعاليٰ جي عبادت ۽ ان جي توحيد ۽ ان جي دين جي طرف دعوت ۽ سمورين تڪليفن ۽ حڪمن ۽ حلال وحرام جو بيان آهي. ڪن عالمن فرمايو جيئن ته الله تعاليٰ سموري خلق تي قرآن شريف جي قبول ڪرڻ ۽ ان جي مطابق عمل ڪرڻ جو حڪم فرمايو ان ڪري ان جو نالو حڪم رکيائين.

ع ۵ / ۶ / ۱۱

* قرآن ڪريم کي حڪم ان ڪري فرمايو

ف۱۰۴ يعني ڪافرن جي، جيڪي پنهنجي دين جي طرف سڏن ٿا.

ف۱۰۵ شان نزول:- ڪافرن، محبوب مڪرم نور مجسم سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن تي، هي عيب لڳايو هو ته اهي نڪاح ڪن ٿا. اگر نبي هجن ها ته دنيا ڇڏي ڏين ها. ٻارن ٻچن سان ڪو واسطو نہ رکن ها. ان تي هي آيت ڪريمه نازل ٿي ۽ کين ٻڌايو ويو ته ٻار ٻچا هجڻ نبوت جا منافي نہ آهن، انهيءَ ڪري هي اعتراض محض اجايو آهي ۽ اڳي جيڪي رسول اچي چڪا آهن، سي به نڪاح ڪندا هئا، انهن جا به ٻار ٻچا هئا.

ف۱۰۶ ان کان اڳتي ۽ پوئتي نہ ٿو ٿي سگهي، توڙي اهو عذاب جو وعدو هجي يا ڪو ٻيو.

ف۱۰۷ سعيد بن جبير ۽ قتاده هن آيت جي تفسير ۾ چيو ته الله تعاليٰ جن حڪمن کي چاهي ٿو منسوخ فرمائي ٿو، جن کي چاهي ٿو، باقي رکي ٿو. ابن جبير جو هڪ قول هي آهي ته ٻانهن جي گناهن مان الله تعاليٰ جيڪو چاهي ٿو بخشي ختم ڪري ڇڏي ٿو ۽ جيڪو چاهي ٿو ثابت رکي ٿو. عڪرمه جو قول آهي ته الله تعاليٰ توبه سان جنهن گناه کي چاهي، متائي ٿو ۽ ان جي جاءِ تي نيڪيون قائم فرمائي ٿو ۽ ان تفسير ۾ ٻيا به گهڻا قول آهن.

ف۱۰۸ جنهن کي ان ازل ۾ لکيو. اهو علم الاهي آهي يا ام الڪتاب مان لوح محفوظ مراد آهي، جنهن ۾ سموري ڪائنات ۽ جهان ۾ ٿيڻ وارا سمورا حوادث ۽ واقعات ۽ سموريون شيون لکيل آهن ۽ ان ۾ ڦيرو ۽ تبديلي نہ ٿي ٿئي.

ف۱۰۹ عذاب جو.

ف۱۱۰ اسان توهان کي.

ف۱۱۱ ۽ عملن جي جزا ڏيڻ.

ف۱۱۲ پوءِ توهان ڪافرن جي منهن موڙڻ کان ڏکويل نہ ٿيو ۽ عذاب جي جلدي نہ ڪريو.



ف۱۱۳ ۽ زمين شرڪ جي ڪشادگي هر گهڙي گهٽ ڪري رهيا آهيون ۽ محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن لاءِ ڪافرن جي اردگرد جي ايراضي هڪ ٻئي پويان فتح ٿيندي هلندي وڃي ٿي ۽ اهو چٽو دليل آهي جو الله تعاليٰ پنهنجي پياري حبيب صلي الله عليه وسلم جي مدد فرمائي ٿو ۽ سندن لشڪر کي فتحمند ڪري ٿو ۽ سندن دين کي غلبو ڏئي ٿو. ف۱۱۴ ان جو حڪم نافذ آهي، ڪنهن جي مجال نہ آهي، جوان ۾ چون ۽ چرا يا ڦير ڦار ۽ تبديلي ڪري سگهي. جڏهن اهو اسلام کي غلبو ڏيڻ چاهي ۽ ڪفر کي ختم ڪرڻ چاهي، تڏهن ڪنهن جي طاقت ۽ مجال نہ آهي، جوان جي حڪم ۾ دخل ڏيئي سگهي. ف۱۱۵ يعني گذريل امتن جا ڪافر پنهنجن نبين سڳورن سان. ف۱۱۶ پوءِ ان جي مشيت کان سواءِ ڪنهن جي چالبازي هلي سگهي ٿي ۽ جڏهن حقيقت اها آهي ته پوءِ مخلوق جو ڪهڙو انديشو. ف۱۱۷ هر هڪ جي ڪمائي الله تعاليٰ کي معلوم آهي ۽ انهن جي جزا مقرر آهي. ف۱۱۸ يعني ڪافر عنقريب ڄاڻندا ته آخرت جي راحت مومنن جي لاءِ آهي ۽ اتان جي ذلت ۽ خواري ڪافرن لاءِ آهي.

شَهِيْدًا بَيْنِيْ وَبَيْنَكُمْ ۙ وَمَنْ عِنْدَهٗ عِلْمُ الْكِتٰبِ ﴿٤٣﴾ ع

آهي منهنجي ۽ توهان جي وچ ۾ ف١١٩ ۽ اهو جنهن وٽ ڪتاب جو علم آهي. ف١٢٠

سُوْرَةُ اِبْرٰهِيْمَ ١٤ مَكِّيَّةٌ ٧٢ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ — اٰيَاتُهَا ٥٢ رُكُوْعَاتُهَا ٧

سورة ابراهيم مڪي آهي ف١ هن ۾ الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ٥٢ آيتون ۽ ٧ رڪوع آهن

الٓرٰ ۚ كِتٰبٌ اَنْزَلْنٰهُ اِلَيْكَ لِتُخْرِجَ النَّاسَ مِنَ الظُّلُمٰتِ اِلَى

هي ڪتاب ف٢ اسان نازل ڪيو آهي تنهنجي طرف جو تون ماڻهن کي ف٣ اونداهين مان ف٤ روشنائي جي طرف

النُّوْرِ ۙ بِاِذْنِ رَبِّهِمْ اِلٰى صِرَاطِ الْعَزِيْزِ الْحَمِيْدِ ﴿١﴾ اللّٰهِ الَّذِيْ

آڻين ف٥ انهن جي رب جي حڪم سان انهن جي واٽ ف٦ جي طرف جيڪو عزت وارو ۽ ساهرين خوبين وارو آهي يعني الله جنهن جي

لَهٗ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ ۗ وَوَيْلٌ لِّلْكٰفِرِيْنَ مِنْ

ملڪيت آهي جو ڪجهه آسمانن ۾ آهي ۽ جو ڪجهه زمين ۾ آهي ف٧ ۽ ڪافرن جي واسطي ويل آهي هڪ سخت

عَذَابٍ شَدِيْدِ ۙ ﴿٢﴾ الَّذِيْنَ يَسْتَحِبُّوْنَ الْحَيٰوةَ الدُّنْيَا عَلَى

عذاب سان. جن کي آخرت کان دنيا جي زندگي پياري آهي ۽

الْاٰخِرَةِ وَيَصُدُّوْنَ عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ وَيَبْغُوْنَهَا عِوَجًا ۗ اُولٰٓئِكَ

الله جي راهه کان روڪين ٿا ف٨ ۽ ان ۾ ڏنگائي چاهن ٿا، اهي پري جي

فِيْ ضَلٰلٍۢ بَعِيْدٍ ﴿٣﴾ وَمَآ اَرْسَلْنَا مِنْ رَّسُوْلٍ اِلَّا بِلِسَانِ قَوْمِهٖ

گمراهي ۾ آهن. ف٩ ۽ اسان هر رسول کي سندس قوم جي ٻولي زبان ۾ موڪليو ف١٠

لِيُبَيِّنَ لَهُمْ ۗ فَيُضِلُّ اللّٰهُ مَنْ يَّشَآءُ وَيَهْدِيْ مَنْ يَّشَآءُ ۗ

جو اهو انهن کي صاف ٻڌائي ف١١ پوءِ الله گمراهه ڪندو آهي جنهن کي گهري ۽ واٽ ڏيکاريندو آهي جنهن کي گهري

وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ﴿٤﴾ وَلَقَدْ اَرْسَلْنَا مُوْسٰى بِاٰيٰتِنَآ اَنْ

۽ اهو ئي عزت ۽ حڪمت وارو آهي. ۽ تحقيق اسان موسىٰ کي پنهنجون نشانيون ف١٢ ڏيئي موڪليو

اَخْرِجْ قَوْمَكَ مِنَ الظُّلُمٰتِ اِلَى النُّوْرِ ۙ وَذَكِّرْهُمْ بِاَيّٰىمِ

ته پنهنجي قوم کي اونداهين مان ف١٣ روشنائي جي طرف آڻ ۽ انهن کي الله جا ڏينهن ياد

اللّٰهِ ۗ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّكُلِّ صَبَّارٍ شَكُوْرٍ ﴿٥﴾ وَاِذْ قَالَ

ڏيار ف١٤، بيشڪ ان ۾ نشانيون آهن هر گهڻي صبرواري شڪرگذار جي واسطي. ۽ جڏهن موسىٰ

ع ٦ / ١٢

ف١١٩ جنهن منهنجي هٿن ۾ چٽا معجزا ۽ ظاهر نشانيون ظاهر فرمائي منهنجي نبي مرسل هجڻ جي شاهدي ڏني.

ف١٢٠ توڙي اهو يهودين جي عالمن مان توريت جو ڄاڻو وارو هجي يا نصارن مان انجيل جو عالم، سو محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي رسالت کي پنهنجن ڪتابن ۾ ڏسي ڄاڻي ٿو. انهن عالمن مان گهڻا توهان جي رسالت جي شاهدي ڏين ٿا.

ف١ سورة ابراهيم مڪيه آهي آيت اَلَمْ تَرَ اِلَى الَّذِيْنَ بَدَّلُوْا نِعْمَتَ اللّٰهِ كُفْرًا کان سواءِ ۽ ان کان پوءِ واري آيت. هن سورة ۾ ست رڪوع، ٻاونجاهه آيتون اٺ سؤ ايڪهٺ ڪلما، ٽي هزار چار سؤ چوٽيهه حرف آهن. ف٢ هي قرآن شريف. ف٣ ڪفر، گمراهي، جهالت ۽ سرڪشي جي. ف٤ ايمان جي. ف٥ ظلمات کي جمع ۽ نور کي واحد جي صيغي سان ذڪر فرمائڻ ۾ اشارو آهي ته سچي دين جي واٽ هڪ آهي ۽ ڪفر ۽ گمراهي جا گهڻائي طريقا. ف٦ يعني دين اسلام. ف٧ اهو سڀني جو خالق ۽ مالڪ آهي. سڀ ان جا ٻانها ۽ ملڪيت. پوءِ ان جي عبادت سڀني تي لازم ۽ ان کان سواءِ ڪنهن جي عبادت جائز نه آهي. ف٨ ۽ ماڻهن کي دين اسلام جي دعوت قبول ڪرڻ کان منع ڪن ٿا. ف٩ جو حق کان تمام گهڻو پري ٿي ويا آهن. ف١٠ جنهن ۾ اهو رسول مبعوث ٿيو، توڙي ان جي دعوت عام هجي ۽ ٻين قومن ۽ ٻين ملڪن تي به سندس اتباع لازم ٿئي، جيئن محبوب مصطفىٰ احمد مجتبىٰ نور مجسم سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي رسالت سڀني ماڻهن ۽ جنن بلڪ ساري خلق جي طرف آهي ۽ پاڻ سڀني جا نبي آهن، جيئن قرآن ڪريم ۾ فرمايو ويو لِيَكُوْنَ لِلْعٰلَمِيْنَ نَذِيْرًا. ف١١ ۽ جڏهن ان جي قوم چڱي طرح سمجهي وٺي ته پوءِ ٻين قومن کي ترجمن جي ذريعي اهي احڪام پهچايا وڃن ۽ انهن جو معنائون سمجهايون وڃن. ڪن مفسرن هن آيت جي تفسير ۾ هي به فرمايو آهي ته قومه جو ضمير محبوب منور سيد الڪونين صلى الله عليه وسلم جن جي طرف راجع آهي ۽ معنىٰ هي آهي ته اسان هر رسول کي محبوب سيد الانبياء محمد مصطفىٰ احمد مجتبىٰ صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي زبان يعني عربي ۾ وحي فرمايو ۽ هڪ روايت ۾ هي معنىٰ به آئي آهي ته وحي هميشه عربي ۾ ئي نازل ٿي، پوءِ نبين سڳورن پنهنجن قومن جي لاءِ سندن زبان ۾ ترجمو ڪري ڇڏيو (اتقان، حسيني). مسئلو: هن مان معلوم ٿيو ته عربي سڀني زبانن ۾ سڀني کان افضل آهي. ف١٢ عصا ۽ يد بيضا وغيره جهڙن معجزن جي مثل. ف١٣ ڪفر جي، ڪڍي ايمان جي. ف١٤ قاموس ۾ آهي ته ايام الله مان الله تعالىٰ جون نعمتون مراد آهن. حضرت ابن عباس، اُبي بن ڪعب، مجاهد ۽ قتادة رضي الله تعالىٰ عنهم به ايام الله جو تفسير الله تعالىٰ جون نعمتون فرمايو. مقاتل جو قول آهي ته ايام الله مان اهي ڏينهن مراد آهن، جن ۾ الله تعالىٰ پنهنجن ٻانهن تي انعام ڪيا، جيئن بني اسرائيلن لاءِ مَن ۽ سلوىٰ جي لاهڻ جو ڏينهن، حضرت موسىٰ عليه السلام جي لاءِ درياءَ ۾ رستي ٺاهڻ جو ڏينهن (خازن، مدارڪ ۽ مفردات راغب). انهن ڏينهن ۾ سڀني کان وڏي نعمت جا ڏينهن محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي ولادت باسعادت ۽ معراج مقدس جا ڏينهن مبارڪ آهن. انهن جي ياد قائم ڪرڻ به هن آيت جي حڪم ۾ آهي. اهڙيءَ طرح ٻين بزرگن تي جيڪي الله تعالىٰ جون نعمتون ٿيون يا جن ڏينهن ۾ وڏا واقعا پيش آيا، جيئن ڏهين محرم تي ڪربلا جو ڏکدائڪ واقعو، ان جي يادگار قائم ڪرڻ به تذڪير بايام الله ۾ داخل آهي. ڪي ماڻهو ميلاد شريف، معراج شريف ۽ شهادت جي ذڪر جي ڏينهن جي تخصيص ۾ ڪلام ڪن ٿا، انهن کي هن آيت مان نصيحت حاصل ڪرڻ گهرجي.

مُوسٰى لِقَوْمِهِ اذْكُرُوْا نِعْمَةَ اللّٰهِ عَلَيْكُمْ اِذْ اَنْجٰىكُمْ مِّنْ

پنهنجي قوم کي چيو ف١٥ پاڻ تي الله جو احسان ياد ڪريو جڏهن ان توهان کي فرعون وارن کان

اٰلِ فِرْعَوْنَ يَسُوْمُوْنَكُمْ سُوْٓءَ الْعَذَابِ وَ يُذَبِّحُوْنَ اَبْنَآءَكُمْ

ڇوٽڪارو ڏنو جيڪي توهان کي بدترين مار ڏيندا هئا ۽ توهان جي پٽن کي ڪُهندا هئا ۽

وَ يَسْتَحْيُوْنَ نِسَآءَكُمْ ؕ وَ فِيْ ذٰلِكُمْ بَلَآءٌ مِّنْ رَّبِّكُمْ عَظِيْمٌ ۝٦

توهان جي ڌيئرن کي زنده رکندا هئا ۽ ان ۾ ف١٦ توهان جي رب جي وڏي مهرباني ٿي ۽

وَ اِذْ تَاَذَّنَ رَبُّكُمْ لَئِنْ شَكَرْتُمْ لَاَزِيْدَنَّكُمْ وَ لَئِنْ كَفَرْتُمْ

ياد ڪريو جڏهن توهان جي رب ٻڌائي ڇڏيو ته جيڪڏهن شڪر ڪندؤ ته مان توهان کي وڌيڪ ڏيندس ف١٧ ۽ جيڪڏهن ناشڪري ڪيو

اِنَّ عَذَابِيْ لَشَدِيْدٌ ۝٧ وَ قَالَ مُوْسٰٓى اِنْ تَكْفُرُوْٓا اَنْتُمْ وَ مَنْ

ته منهنجو عذاب سخت آهي. ۽ موسىٰ چيو جيڪڏهن توهان ۽ زمين ۾ جيترا به آهن سمورا

فِي الْاَرْضِ جَمِيْعًا ۙ فَاِنَّ اللّٰهَ لَغَنِيٌّ حَمِيْدٌ ۝٨ اَلَمْ يَاْتِكُمْ نَبَؤُا

ڪافر ٿي وڃو ف١٨ پوءِ بيشڪ الله بي پرواهه ۽ سمورين خوبين وارو آهي. ڇا توهان کي انهن جي خبر نه ملي

الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِكُمْ قَوْمِ نُوْحٍ وَّ عَادٍ وَّ ثَمُوْدَ ۬ؕ وَ الَّذِيْنَ مِنْۢ

جيڪي توهان کان اڳي هئا نوح جي قوم ۽ عاد ۽ ثمود ۽ جيڪي انهن کان بعد

بَعْدِهِمْ ؕۛ لَا يَعْلَمُهُمْ اِلَّا اللّٰهُ ؕ جَآءَتْهُمْ رُسُلُهُمْ بِالْبَيِّنٰتِ

ٿيا انهن کي الله ئي ڄاڻي ٿو ف١٩ انهن وٽ انهن جا رسول روشن دليل وٺي آيا ف٢٠

فَرَدُّوْٓا اَيْدِيَهُمْ فِيْٓ اَفْوَاهِهِمْ وَ قَالُوْٓا اِنَّا كَفَرْنَا بِمَآ اُرْسِلْتُمْ بِهٖ

پوءِ اهي پنهنجا هٿ ف٢١ پنهنجي وات جي طرف کڻي ويا ف٢٢ ۽ چيائون اسان کي انڪار آهي انهي جو جيڪو توهان جي هٿان موڪليو

وَ اِنَّا لَفِيْ شَكٍّ مِّمَّا تَدْعُوْنَنَآ اِلَيْهِ مُرِيْبٍ ۝٩ قَالَتْ رُسُلُهُمْ

ويو ۽ جنهن واٽ ف٢٣ جي طرف اسان کي سڏين ٿا ان ۾ اسان کي اهو شڪ آهي جيڪو ڳالهه کلڻ نٿو ڏئي. انهن جي رسولن چيو

اَفِي اللّٰهِ شَكٌّ فَاطِرِ السَّمٰوٰتِ وَ الْاَرْضِ ؕ يَدْعُوْكُمْ لِيَغْفِرَ لَكُمْ

ڇا آسمانن ۽ زمين جي پيدا ڪندڙ الله ۾ شڪ آهي ف٢٤ توهان کي سڏي ٿو ف٢٥ جو توهان جا

مِّنْ ذُنُوْبِكُمْ وَ يُؤَخِّرَكُمْ اِلٰٓى اَجَلٍ مُّسَمًّى ؕ قَالُوْٓا اِنْ اَنْتُمْ

ڪجهه گناهه بخشي ف٢٦ ۽ موت جي مقرر وقت تائين توهان جي حياتي بنا عذاب جي گذاري. چوڻ لڳا ته توهان ته

ف١٥ حضرت موسىٰ عليه السلام جو پنهنجي قوم کي هي ارشاد فرمائڻ تذڪير بايام الله جي تعميل آهي.

ف١٦ يعني ڇوٽڪاري ڏيڻ ۾.

ف١٧ هن آيت مان معلوم ٿيو ته شڪر سان نعمت وڌيڪ ٿئي ٿي. شڪر جو اصل هيءُ آهي ته ماڻهو نعمت جو تصور ۽ ان جو اظهار ڪري ۽ شڪر جي حقيقت هيءُ آهي ته نعمت واري جي نعمت جو ان جي تعظيم سان گڏ اعتراف ڪري ۽ نفس کي ان جو عادي بڻائي. هتي هڪ نڪتو آهي. اهو هيءُ آهي ته جڏهن ٻانهو الله تعالىٰ جي نعمتن ۽ ان جي قسم قسم جي فضل، ڪرم ۽ احسان جو مطالعو ڪري ٿو، ته ڏهن ان جي شڪر ۾ مشغول ٿئي ٿو ان سان نعمتون وڌيڪ ٿين ٿيون ۽ ٻانهي جي دل ۾ الله تعالىٰ جي محبت وڌندي ويندي ٿي. اهو مقام تمام مٿاهون آهي ۽ ان کان اعلىٰ مقام هي آهي ته نعمت واري جي محبت ايستائين غالب ٿئي جو دل کي نعمتن جي طرف واجهائڻ باقي نه رهي. اهو صديقن جو مقام آهي. الله تعالىٰ پنهنجي فضل سان اسان کي شڪر جي توفيق عطا فرمائي (آمين).

ف١٨ ته پوءِ توهان ئي نقصان لهندؤ ۽ توهان ئي نعمتن کان محروم رهندؤ.

ف١٩ ڪيترا هئا.

ف٢٠ ۽ انهن معجزا ڏيکاريا.

ف٢١ ڪاوڙ جي سختي کان.

ف٢٢ حضرت ابن مسعود رضي الله تعالىٰ عنه فرمايو ته اهي غصي ۾ اچي پنهنجا هٿ ڪپڻ لڳا. حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنه فرمايو ته انهن ڪتاب الله ٻُڌي تعجب سان پنهنجن واتن تي هٿ رکيا. مطلب ته اها ڪنهن نه ڪنهن انڪار جي ادا هئي.

ف٢٣ يعني توحيد ۽ ايمان.

ف٢٤ ڇا ان جي توحيد ۾ تردد آهي، اهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو، ان جا دليل ته نهايت ظاهر آهن.

ف٢٥ پنهنجي طاعت ۽ ايمان جي طرف.

ف٢٦ جڏهن توهان ايمان آندو هن ڪري ته اسلام آڻڻ کان پوءِ اڳيان گناهه بخشيا وڃن ٿا. حقوق العباد کان سواءِ ۽ انهي ڪري ڪجهه گناهه فرمايائين.

اِلَّا بَشَرٌ مِّثْلُنَا ؕ تُرِيْدُوْنَ اَنْ تَصُدُّوْنَا عَمَّا كَانَ يَعْبُدُ

اسان وانگر انسان آهيو ف٢٧ توهان گهرو ٿا ته اسان کي ان کان روڪيو جنهن جي اسان جا ابا ڏاڏا پوڄا

اٰبَآؤُنَا فَاْتُوْنَا بِسُلْطٰنٍ مُّبِيْنٍ ﴿١٠﴾ قَالَتْ لَهُمْ رُسُلُهُمْ اِنْ

ڪندا هئا ف٢٨ پوءِ اسان وٽ ڪو روشن دليل وٺي اچو ف٢٩ انهن کي سندن رسولن چيو ف٣٠ اسان

نَّحْنُ اِلَّا بَشَرٌ مِّثْلُكُمْ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ يَمُنُّ عَلٰى مَنْ يَّشَآءُ مِنْ

آهيون ته توهان وانگر انسان پر الله پنهنجي ٻانهن مان جنهن تي وٽيس احسان فرمائيندو

عِبَادِهٖ ؕ وَمَا كَانَ لَنَآ اَنْ نَّاْتِيَكُمْ بِسُلْطٰنٍ اِلَّا بِاِذْنِ اللّٰهِ ؕ وَعَلَى

آهي ف٣١ ۽ اسان جو ڪم نه آهي جو اسان توهان وٽ ڪو دليل وٺي اچون مگر الله جي حڪم سان

اللّٰهِ فَلْيَتَوَكَّلِ الْمُؤْمِنُوْنَ ﴿١١﴾ وَمَا لَنَآ اَلَّا نَتَوَكَّلَ عَلَى

۽ مسلمانن کي الله تي ئي ڀروسو ڪرڻ گهرجي ف٣٢ ۽ اسان کي ڇا ٿيو آهي جو الله تي ڀروسو نه

اللّٰهِ وَقَدْ هَدٰىنَا سُبُلَنَا ؕ وَلَنَصْبِرَنَّ عَلٰى مَآ اٰذَيْتُمُوْنَا ؕ وَ

ڪريون ف٣٣ انهي ئي ته اسان کي اسان جا رستا ڏيکاريا ف٣٤ ۽ توهان اسان کي تڪليف ڏيو ٿا اسان ضرور ان تي صبر ڪنداسين

عَلَى اللّٰهِ فَلْيَتَوَكَّلِ الْمُتَوَكِّلُوْنَ ﴿١٢﴾ وَقَالَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا

۽ توڪل وارن کي الله تي ئي ڀروسو ڪرڻ گهرجي. ۽ ڪافرن پنهنجي رسولن کي

لِرُسُلِهِمْ لَنُخْرِجَنَّكُمْ مِّنْ اَرْضِنَآ اَوْ لَتَعُوْدُنَّ فِيْ مِلَّتِنَا ؕ

چيو اسان ضرور توهان کي پنهنجي زمين ف٣٥ مان ڪڍي ڇڏينداسين يا توهان اسان جي دين تي اچو

فَاَوْحٰٓى اِلَيْهِمْ رَبُّهُمْ لَنُهْلِكَنَّ الظّٰلِمِيْنَ ﴿١٣﴾ وَلَنُسْكِنَنَّكُمُ

پوءِ انهن کي سندن رب وحي موڪليو ته اسان ظالمن کي ضرور هلاڪ ڪنداسين. ۽ ضرور اسان توهان کي

الْاَرْضَ مِنْۢ بَعْدِهِمْ ؕ ذٰلِكَ لِمَنْ خَافَ مَقَامِيْ وَخَافَ

انهن کان پوءِ زمين ۾ آباد ڪنداسين ف٣٦ اهو انهي جي واسطي آهي جيڪو ف٣٧ منهنجي دربار ۾ بيهڻ کان

وَعِيْدِ ﴿١٤﴾ وَاسْتَفْتَحُوْا وَخَابَ كُلُّ جَبَّارٍ عَنِيْدٍ ﴿١٥﴾ مِّنْ وَّرَآئِهٖ

ڊڄي ۽ منهنجي عذاب جي حڪم کان خوف ڪيائين. ۽ انهن ف٣٨ فيصلو گهريو ۽ هر سرڪش هٺيلو ناڪام ٿيو ف٣٩ ان جي پويان

جَهَنَّمُ وَيُسْقٰى مِنْ مَّآءٍ صَدِيْدٍ ﴿١٦﴾ يَّتَجَرَّعُهٗ وَلَا يَكَادُ يُسِيْغُهٗ

جهنم آهي (جنهن ۾) کيس پُونءِ جو پاڻي پيئاريو ويندو سخت مشڪل سان ڍُڪ ڍُڪ ڪري ان کي پيئندو ۽

ف٢٧ ظاهر ۾ اسان کي پنهنجو مثل معلوم ٿيو ٿا. پوءِ ڪيئن مڃيو وڃي جو اسان ته نبي نه ٿيا سون ۽ توهان کي اها فضيلت ملي ويئي.

ف٢٨ يعني بت پرستي کان.

ف٢٩ جنهن سان توهان جي دعويٰ جي صحت ثابت ٿئي، اهو ڪلام انهن جي بغض ۽ سرڪشي کان هو ۽ هن جي باوجود ته نبي سڳورا آيتون آڻي چڪا هئا، معجزا ڏيکاري چڪا هئا. پوءِ انهن ٺهين سَنَد گهُري ۽ پيش ڪيل معجزن کي ڪالعدم (نه هجڻ مثل) قرار ڏنائون.

ف٣٠ چڱو، اهوئي مڃيو ته اسان واقعي انسان آهيون.

ف٣١ ۽ نبوت ۽ رسالت سان برگزيده ڪري ٿو ۽ ان وڏي منصب سان مشرف فرمائي ٿو.

ف٣٢ اهوئي دشمن جو شر دفع ڪري ٿو ۽ ان کان محفوظ رکي ٿو.

ف٣٣ اسان کان ايئن ٿي نه ٿو سگهي، ڇو ته اسان ڄاڻيون ٿا ته جو ڪجهه قضاءِ الاهي ۾ آهي، سوئي ٿيندو ۽ اسان کي ان تي پورو ڀروسو ۽ مڪمل اعتماد آهي. ابوتراب رضي الله تعالیٰ عنه جو قول آهي ته توڪل بدن کي عبوديت ۾ وجهڻ، دل کي ربوبيت سان متعلق رکڻ، عطا تي شڪر ۽ مصيبت تي صبر جو نالو آهي.

ع ٢ / ٦ / ١٤

ف٣٤ ۽ هدايت ۽ ڇوٽڪاري جا طريقا اسان تي واضح فرمائي ڇڏيا ۽ اسان ڄاڻيون ٿا ته سمورا معاملا سندس قدرت ۽ اختيار ۾ آهن.

ف٣٥ يعني پنهنجن شهرن.

ف٣٦ حديث شريف ۾ آهي ته جيڪو پنهنجي پاڙيسريءَ کي ايذاءُ ڏئي ٿو، الله تعالیٰ ان جي گهر جو انهي جي پاڙيسريءَ کي مالڪ بڻائي ٿو.

ف٣٧ قيامت جي ڏينهن.

ف٣٨ يعني نبين سڳورن الله تعالیٰ کان مدد طلب ڪئي يا امتن پنهنجي ۽ رسولن جي وچ ۾ الله تعالیٰ کان.

ف٣٩ معنيٰ هي آهي ته نبين سڳورن جي مدد فرمائي وئي ۽ کين فتح ڏني وئي ۽ حق جا دشمن سرڪش ڪافر نامراد ٿيا ۽ انهن جي ڇوٽڪاري جي ڪا واٽ نه رهي.

وَيَأْتِيهِ الْمَوْتُ مِنْ كُلِّ مَكَانٍ وَمَا هُوَ بِمَيِّتٍ ۖ وَمِنْ وَرَائِهِ
نڙيءِ کان هيٺ لهڻ جي اميد ڪانه هوندس ف٤٠ ۽ کيس هر طرف کان موت ايندو پر مرندو ڪونه ۽ ان جي پٺيان هڪ
عَذَابٌ غَلِيظٌ ﴿١٧﴾ مَثَلُ الَّذِينَ كَفَرُوا بِرَبِّهِمْ ۖ أَعْمَالُهُمْ كَرَمَادٍ
سخت عذاب آهي ف٤١. پنهنجي رب جي منڪرن جي عملن جو ف٤٢ حال انهيءَ ڇار وانگر آهي
اشْتَدَّتْ بِهِ الرِّيحُ فِي يَوْمٍ عَاصِفٍ ۖ لَا يَقْدِرُونَ مِمَّا كَسَبُوا
جنهن تي طوفان جي ڏينهن ۾ هوا جو سخت جهونڪو ف٤٣ آيو سموري ڪمائي مان ڪين ڪا به شيءِ هٿ
عَلَىٰ شَيْءٍ ۚ ذَٰلِكَ هُوَ الضَّلَالُ الْبَعِيدُ ﴿١٨﴾ أَلَمْ تَرَ أَنَّ اللَّهَ خَلَقَ
نه آئي، اها آهي پري جي گمراهي. ڇا تو نه ڏٺو ته الله آسمان ۽ زمين
السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضَ بِالْحَقِّ ۚ إِنْ يَشَأْ يُذْهِبْكُمْ وَيَأْتِ بِخَلْقٍ
حق سان بڻايا ف٤٤ جيڪڏهن گهري ته توهان سڀني کي ختم ڪري ف٤٥ ۽ هڪ نئين مخلوق
جَدِيدٍ ﴿١٩﴾ وَمَا ذَٰلِكَ عَلَى اللَّهِ بِعَزِيزٍ ﴿٢٠﴾ وَبَرَزُوا لِلَّهِ جَمِيعًا
آڻي ف٤٦. ۽ اهو ف٤٧ الله تي ڪجهه به ڏکيو نه آهي. ۽ سمورا الله جي حضور ف٤٨ ڪليل حاضر ٿيندا
فَقَالَ الضُّعَفَاءُ لِلَّذِينَ اسْتَكْبَرُوا إِنَّا كُنَّا لَكُمْ تَبَعًا فَهَلْ أَنْتُمْ
پوءِ ڪمزور ف٤٩ وڏائي ڪندڙن کي چوندا ف٥٠ اسان توهان جي تابع هياسي پوءِ ڇا توهان
مُغْنُونَ عَنَّا مِنْ عَذَابِ اللَّهِ مِنْ شَيْءٍ ۚ قَالُوا لَوْ هَدَانَا
اسان کان الله جو ڪجهه عذاب ٽاري سگهو ٿا ف٥١ چوندا ته الله اسان کي هدايت ڪري ها
اللَّهُ لَهَدَيْنَاكُمْ ۖ سَوَاءٌ عَلَيْنَا أَجَزِعْنَا أَمْ صَبَرْنَا مَا لَنَا مِنْ
اسان به توهان کي ڪريون ها ف٥٢ اسان تي برابر آهي ڀلي بي قرار ٿيون يا صبر سان رهون، اسان کي ڪاٿي به پناهه جي
مَحِيصٍ ﴿٢١﴾ وَقَالَ الشَّيْطَانُ لَمَّا قُضِيَ الْأَمْرُ إِنَّ اللَّهَ وَعَدَكُمْ
جاءِ نه آهي. ۽ شيطان چوندو جنهن وقت فيصلو ٿي ويندو ف٥٣ بيشڪ الله توهان سان سچو واعدو ڪيو
وَعْدَ الْحَقِّ وَوَعَدْتُكُمْ فَأَخْلَفْتُكُمْ ۖ وَمَا كَانَ لِيَ عَلَيْكُمْ مِنْ
هو ف٥٤ ۽ مان به توهان سان واعدو ڪيو هو پر ڪوڙو ڪيم ف٥٥ منهنجو توهان تي ڪو زور نه هو ف٥٦ مگر
سُلْطَانٍ إِلَّا أَنْ دَعَوْتُكُمْ فَاسْتَجَبْتُمْ لِي ۖ فَلَا تَلُومُونِي وَلُومُوا
اهوئي ته مان توهان کي ف٥٧ سڏيو توهان منهنجي ڳالهه مڃي ورتي ف٥٨ پوءِ هاڻ مون تي الزام

ف٤٠ حديث شريف ۾ آهي ته جهنميءَ کي پُوِنءِ جو پاڻي پياريو ويندو. جڏهن اهو وات جي ويجهو ايندو ته ان کي گهڻو ناپسند معلوم ٿيندو. جڏهن اڃا ويجهو ٿيندو ته ان سان چهرو پچي ويندو ۽ مٿي تائين کل سڙي ڪري پوندي، جڏهن پيئندو، تڏهن آنڊا ڪپجي نڪري ويندا. (الله تعاليٰ جي پناهه).

ف٤١ يعني هر عذاب کان پوءِ ان کان وڌيڪ شديد ۽ غليظ ٿيندو (نعوذ بالله من عذاب النار ومن غضب الجبار).

ف٤٢ جن کي اهي چڱا عمل سمجهندا هئا، جيئن محتاجن جي امداد، مسافرن جي مدد، بيمارن جي سار سنڀال وغيره. جڏهن ته ايمان تي مبني نه آهن، ان ڪري، اهي سڀ بيڪار آهن ۽ انهن جو اهو مثال آهي.

ف٤٣ ۽ اها سموري اڏامي وئي ۽ ان جا جزا پکڙجي ويا، ان ۾ ڪجهه باقي نه رهيو. اهوئي حال ڪافرن جي عملن جو آهي، جو سندن شرڪ ۽ ڪفر جي سبب، سڀ برباد ۽ باطل ٿي ويا.

ف٤٤ انهن ۾ وڏيون حڪمتون آهن ۽ انهن جي پيدائش بيڪار نه آهي.

ف٤٥ معدوم ڪري ڇڏي.

ف٤٦ توهان جي بدران، جيڪا فرمانبردار هجي، ان جي قدرت کان اهو ڇا پري آهي، جيڪو آسمان ۽ زمين پيدا ڪرڻ تي قادر آهي.

ف٤٧ معدوم ڪرڻ ۽ موجود فرمائڻ.

ف٤٨ قيامت جي ڏينهن.

ف٤٩ ۽ دولتمندن ۽ بااثر ماڻهن جي تابعداريءَ ۾ انهن ڪفر اختيار ڪيو هو.

ف٥٠ ته دين ۽ اعتقاد ۾.

ف٥١ اهو ڪلام انهن جو ملامت ۽ عناد جي طور تي هوندو ته توهان دنيا ۾ گمراهه ڪيو هو، سچي وات کان روڪيو هو ۽ چڙهي چڙهي ڳالهيون ڪندا هيو، هاڻ اهي دعوائون ڪاڏي ويون، هاڻ هن عذاب مان ته ڪجهه ٽاريو. ڪافرن جا سردار ان جي جواب ۾.



ف٥٢ جڏهن پاڻ ئي گمراهه ٿي رهيا هئاسون، نه پوءِ توهان کي ڇا وات ڏيکاريون ها. هاڻ ڇوٽڪاري جي ڪا وات نه آهي، نه ڪافرن لاءِ شفاعت. اڄوڪ روئڻ ۽ فرياد ڪريون. پنج سو سال فرياد ۽ زاري ڪندا پر ڪنهن ڪم نه ايندن، پوءِ چوندا ته هاڻ صبر ڪري ڏسو، من ان سان ڪجهه ڪم نڪري. پنج سو سال صبر ڪندا، ليڪن اهو ڪم نه ايندو تڏهن چوندا ته.

ف٥٣ ۽ حساب کان فراغت ٿي ويندي. جنتي جنت جو ۽ دوزخي دوزخ جو حڪم ٻڌي جنت ۽ دوزخ ۾ داخل ٿي ويندا ۽ دوزخي شيطان تي ملامت ڪندا ۽ ان کي برو چوندا ته بدنصيب تو اسان کي گمراهه ڪيو ۽ هن مصيبت ۾ گرفتار ڪرايو، اهو جواب ڏيندو ته. ف٥٤ ته مرڻ کان پوءِ اٿڻو آهي ۽ آخرت ۾ نيڪين ۽ برائين جو بدلو ملندو. الله تعاليٰ جو وعدو سچو هو، سچو ٿيو. ف٥٥ ۽ نه مرڻ کان پوءِ اٿڻو، نه جزا، نه جنت، نه دوزخ. ف٥٦ نه مان توهان کي پنهنجي تابعداريءَ تي مجبور ڪيو هو يا اهي ته مان پنهنجي وعدي تي توهان جي اڳيان ڪا حجت ۽ دليل پيش نه ڪيو هو. ف٥٧ وسوسا وجهي گمراهيءَ جي طرف. ف٥٨ ۽ حجت ۽ دليل کان سواءِ توهان منهنجي فريب ۾ اچي ويٺو. هن جي وجود جو الله تعاليٰ توهان سان وعدو فرمايو هو ته شيطان جي چڪر ۾ نه اچو ۽ سندس رسول ان جي طرفان دليل کڻي توهان وٽ آيا ۽ انهن حجتون پيش ڪيون ۽ دليل قائم ڪيا ته پوءِ توهان تي پاڻ ئي لازم هو ته توهان انهن جي تابعداري ڪريو ها ۽ انهن جي روشن دليلن ۽ ظاهري معجزن کان منهن نه ڦيريو ها ۽ منهنجي ڳالهه نه مڃيو ها ۽ نه ئي منهنجي طرف وڃايو ها، مگر توهان ايئن نه ڪيو.

اَنْفُسَكُمْ ۭ مَآ اَنَا بِمُصْرِخِكُمْ وَمَآ اَنْتُمْ بِمُصْرِخِيَّ ۭ اِنِّيْ كَفَرْتُ
نه ڏيو وف٥٩ پنهنجي پاڻ تي الزام ڏيو نه مان توهان جي فرياد تي پهچي سگهان ٿو ۽ نه توهان منهنجي فرياد تي پهچي سگهو ٿا جيڪو اڳي
بِمَآ اَشْرَكْتُمُوْنِ مِنْ قَبْلُ ۭ اِنَّ الظّٰلِمِيْنَ لَهُمْ عَذَابٌ
توهان مون کي شريڪ ٺاهيو وف٦٠ مان ان کان سخت بيزار آهيان بيشڪ ظالمن جي واسطي دردناڪ عذاب
اَلِيْمٌ ﴿٢٢﴾ وَاُدْخِلَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ جَنّٰتٍ تَجْرِيْ
آهي ۽ اهي جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون، باغن ۾ داخل ڪيا ويندا جن جي هيٺان نهرون
مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا بِاِذْنِ رَبِّهِمْ ۭ تَحِيَّتُهُمْ فِيْهَا
وهن ٿيون هميشه ان ۾ رهن پنهنجي رب جي حڪم سان سندن ملڻ جي وقت خوش آمديد چوڻ (جو نمونو)
سَلٰمٌ ﴿٢٣﴾ اَلَمْ تَرَ كَيْفَ ضَرَبَ اللّٰهُ مَثَلًا كَلِمَةً طَيِّبَةً كَشَجَرَةٍ
سلام آهي. وف٦١ ڇا تو نه ڏٺو ته الله، پاڪيزه ڪلمي جو ڪهڙو نه چڱو مثال بيان فرمايو آهي وف٦٢ جهڙو پاڪ وڻ
طَيِّبَةٍ اَصْلُهَا ثَابِتٌ وَّفَرْعُهَا فِي السَّمَاۗءِ ﴿٢٤﴾ تُؤْتِيْٓ اُكُلَهَا كُلَّ
جنهن جي پاڙ مضبوط ۽ ٽاريون آسمان ۾ هر وقت پنهنجو ميوو ڏيندو رهي
حِيْنٍۢ بِاِذْنِ رَبِّهَا ۭ وَيَضْرِبُ اللّٰهُ الْاَمْثَالَ لِلنَّاسِ لَعَلَّهُمْ
پنهنجي رب جي حڪم سان وف٦٣ ۽ الله ماڻهن جي واسطي مثال بيان فرمائيندو آهي ته من اهي
يَتَذَكَّرُوْنَ ﴿٢٥﴾ وَمَثَلُ كَلِمَةٍ خَبِيْثَةٍ كَشَجَرَةٍ خَبِيْثَةِۨ اجْتُثَّتْ
سمجهن وف٦٤ ۽ خراب ڳالهه وف٦٥ جو مثال خراب وڻ وف٦٦ وانگر آهي، جيڪو زمين جي مٿان
مِنْ فَوْقِ الْاَرْضِ مَا لَهَا مِنْ قَرَارٍ ﴿٢٦﴾ يُثَبِّتُ اللّٰهُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا
کان ڪٽيو ويو هجي ها ان جي واسطي بيهڻ نه آهي وف٦٧ الله ثابت رکي ٿو ايمان وارن کي
بِالْقَوْلِ الثَّابِتِ فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا وَفِي الْاٰخِرَةِ ۚ وَيُضِلُّ اللّٰهُ
برحق ڳالهه تي وف٦٨ دنيا جي زندگي ۾ وف٦٩ ۽ آخرت ۾ وف ۽ الله ظالمن کي گمراهه
الظّٰلِمِيْنَ ڦ وَيَفْعَلُ اللّٰهُ مَا يَشَاۗءُ ﴿٢٧﴾ اَلَمْ تَرَ اِلَى الَّذِيْنَ بَدَّلُوْا نِعْمَتَ
ڪندو آهي وف٧، ۽ الله جيڪي گهري ڪري ٿو ڇا تو انهن کي نه ڏٺو جن الله جي نعمت کي ناشڪري سان
اللّٰهِ كُفْرًا وَّاَحَلُّوْا قَوْمَهُمْ دَارَ الْبَوَارِ ﴿٢٨﴾ جَهَنَّمَ ۚ يَصْلَوْنَهَا ۭ وَبِئْسَ
مٽي ڇڏيو وف٧٢ ۽ پنهنجي قوم کي تباهي جي گهر ۾ لاٿائون، اهي دوزخ جي اندر داخل ٿيندا ۽ اها ڪهڙي نه



وف٥٩ ڇو ته مان دشمن آهيان ۽ منهنجي دشمني ظاهر آهي دشمن کان خيرخواهي جي اميد رکڻ ٻي بيوقوفي آهي ته ٻيو ۽.

وف٦٠ الله تعالیٰ جو سندس عبادت ۾ (خازن).

وف٦١ الله تعالیٰ جي طرف کان ۽ ملائڪن جي طرفان ۽ پاڻ ۾ هڪ ٻئي جي طرفان.

وف٦٢ يعني توحيد جي ڪلمي جي.

وف٦٣ اهڙيءَ ايمان جو ڪلمو آهي جو اُن جي پاڙ مؤمن جي دل جي زمين ۾ ثابت ۽ مضبوط ٿئي ٿي ۽ ان جون شاخون يعني عمل آسمان ۾ پهچن ٿا ۽ ان جي برڪت ۽ ثواب جا ميوا هر وقت حاصل ٿين ٿا. حديث شريف ۾ آهي ته جناب رسالت مآب محبوب سردار عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن صحابه ڪرام کي فرمايو ته اهو وڻ ٻڌايو، جيڪو مؤمن جي مثل آهي، ان جا پن نه ٿا ڪرن ۽ اهو ميوو به هر وقت ڏئي ٿو (جهڙيءَ طرح مؤمن جا عمل بيڪار نه ٿا ٿين) ۽ ان جون برڪتون هر وقت حاصل رهن ٿيون. صحابه ڪرام فڪر ڪيو ته اهو ڪهڙو وڻ آهي، جنهن جا پن نه ڪرندا آهن ۽ ان جو ميوو هر وقت موجود رهندو هجي. اهڙيءَ طرح جهنگ جي وڻن جا نالا ڳڻيائون، جڏهن اهڙو ڪو به وڻ ذهن ۾ نه آيو، تڏهن محبوب ڪريم جن کان پڇيائون. محبوب مدني جن فرمايو ته صاحبو اهو وڻ کجور جو آهي. حضرت ابن عمر رضي الله تعالیٰ عنهما پنهنجي عظيم والد ماجد حضرت عمر فاروق رضي الله تعالیٰ عنه کي عرض ڪيو ته جڏهن حضور محبوب سراپا نور صلی الله عليه وسلم جن دريافت فرمايو هو، تڏهن منهنجي دل ۾ آيو هو ته اهو کجور جو وڻ آهي، ليڪن وڏا وڏا اصحاب ڪرام تشريف فرما هئا، مان ننڍو هوس ان ڪري مان ادب جي لحاظ خاطر ماٺ رهيس. حضرت عمر رضي الله تعالیٰ عنه فرمايو ته جيڪڏهن تون ٻڌائين ها ته مون کي تمام گهڻي خوشي حاصل ٿئي ها.

وف٦٤ ۽ ايمان آڻين، ڇو ته مثالن سان معناؤن چڱيءَ طرح دلنشين ٿي وڃن ٿيون. وف٦٥ يعني ڪفري ڪلام.

وف٦٦ مثل حنظل (ٽُوهه) جي، جنهن جو ذائقو ڪڙو ۽ بوءِ ناپسند يا مثل لهسن (ٿُوم) جي بدبوءِ دار.

ع ٤ ١٦

وف٦٧ ڇو ته ان جي پاڙ زمين ۾ ثابت ۽ مضبوط نه آهي. ان جون شاخون بلند نه ٿيون ٿين. اهوئي حال آهي ڪفري ڪلام جو، جو اُن جو ڪو اصل ثابت ۽ ڪا حجت ۽ دليل نه ٿو رکي، جنهن سان استحڪام هجي، نه ان ۾ ڪو خير ۽ برڪت، جو اهو قبوليت جي بلنديءَ تي پهچي سگهي.

وف٦٨ يعني ايمان جي ڪلمي.

وف٦٩ جو اهي تڪليف جي وقتن ۾ به صابر ۽ قائم رهن ٿا ۽ حق جي راهه ۽ قويم دين کان نه ٿا هٽن، ايستائين جو سندن زندگيءَ جو خاتمو ايمان تي ٿئي ٿو. وف٧ يعني قبر ۾، جو آخرت جي منزلن مان پهرين منزل آهي. جڏهن منڪر نڪير اچي انهن کان پڇن ٿا ته توهان جو رب ڪير آهي، توهان جو دين ڪهڙو آهي ۽ اُن جي آڏار شافع محشر محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي باري ۾ دريافت ڪن ٿا، ته انهن جي نسبت تون ڇا چوين ٿو؟ تڏهن مؤمن انهيءَ منزل ۾ الله تعالیٰ جي فضل سان ثابت رهي ٿو ۽ چئي ڏئي ٿو ته منهنجو رب الله آهي ۽ منهنجو دين اسلام ۽ هي لجپال منهنجا نبي آهن ۽ حبيب محمد مصطفیٰ صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن الله جا ٻانها ۽ سندس رسول. پوءِ (حبيب جي صدقي) ان جي قبر ڪشادي ڪئي وڃي ٿي، ان ۾ جنت جون هوائون، خوشبوءِ وغيره اچن ٿيون ۽ اها روشن ڪئي وڃي ٿي ۽ آسمان مان ندا ٿئي ٿي منهنجي ٻانهي سچ چيو. وف٧ اهي قبر ۾ منڪر نڪير کي صحيح جواب نه ٿا ڏيئي سگهن هر سوال جي جواب ۾ هي ئي چون ٿا ته هاءِ افسوس! هاءِ افسوس!! مان نه ٿو ڄاڻان. تڏهن آسمان مان ندا ٿئي ٿي ته منهنجو ٻانهو ڪوڙو آهي. ان لاءِ باهه جو فرش وڇايو، دوزخ جو لباس پارايو، دوزخ جي طرف دروازو کولي ڏيو. ان کي دوزخ جي گرمي ۽ دوزخ جي آفت پهچي ٿي ۽ قبر ايتري ته سوڙهي ٿي وڃي جو هڪ طرف جون پاسرايون ٻي طرف اچي وڃن ٿيون. عذاب ڪرڻ وارا ملائڪ ان تي مقرر ڪيا وڃن ٿا، جيڪي ان کي لوهي گرزن سان مارن ٿا (اعاذنا الله من عذاب القبر وثبتنا على الايمان). وف٧٢ بخاري شريف جي حديث ۾ آهي ته انهن ماڻهن مان مڪي جا ڪافر مراد آهن ۽ اها نعمت، جنهن جي انهن شڪرگذاري نه ڪئي، اها الله تعالیٰ جا حبيب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن آهن، جو الله تعالیٰ سندن وجود سان ان امت کي نوازيو ۽ سندن زيارت سراپا ڪرامت جي نيڪبختيءَ سان مشرف ڪيو. لازم هو ته ان جليله نعمت جو شڪر بجا آڻين ها ۽ سندن تابعداري ڪري وڌيڪ ڪرم جا مورد ٿين ها، ان جي بجاءِ انهن ناشڪري ڪئي ۽ حضور محبوب سيد الڪونين صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جو انڪار ڪيائون ۽ پنهنجي قوم کي جيڪي دين ۾ انهن جا موافق هئا هلاڪت جي گهر ۾ پهچايائون.

الْقَرَارُ ﴿٢٩﴾ وَجَعَلُوا لِلّٰهِ اَنْدَادًا لِّيُضِلُّوا عَنْ سَبِيْلِهٖ ؕ قُلْ تَمَتَّعُوْا فَاِنَّ

بري جاءِ آهي ٽڪڻ جي. ۽ الله جي واسطي شريڪ ٺاهيائون وٽ٣ جوان جي وات کان (ماڻهن کي) ڀٽڪائين. ترن فرما تم٤ ڪجهه

مَصِيْرَكُمْ اِلَى النَّارِ ﴿٣٠﴾ قُلْ لِّعِبَادِيَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا يُقِيْمُوا الصَّلٰوةَ

نفعو وٺي بيهو پوءِ توهان جو موٽڻ باهه جي طرف آهي. وٽ٥ منهنجي انهن ٻانهن کي فرماءِ جن ايمان آندو ته نماز

وَيُنْفِقُوْا مِمَّا رَزَقْنٰهُمْ سِرًّا وَّعَلَانِيَةً مِّنْ قَبْلِ اَنْ يَّاْتِيَ يَوْمٌ

قائم رکن ۽ اسان جي ڏني مان ڪجهه اسان جي وات ۾ ڳجهو ۽ ظاهر ۾ خرچ ڪن ان ڏينهن جي اچڻ کان

لَّا بَيْعٌ فِيْهِ وَلَا خِلٰلٌ ﴿٣١﴾ اَللّٰهُ الَّذِيْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ

اڳ ۾ جنهن ۾ نه ڏيتي ليتي هلندي وٽ٦ ۽ نه دوستي وٽ٧ ۽ الله آهي جنهن آسمانن ۽ زمين کي

وَاَنْزَلَ مِنَ السَّمَآءِ مَآءً فَاَخْرَجَ بِهٖ مِنَ الثَّمَرٰتِ رِزْقًا لَّكُمْ ۚ

پيدا ڪيو ۽ آسمان مان پاڻي لاٿائين پوءِ ان جي ذريعي ڪجهه ميوا توهان جي کاڌي جي واسطي پيدا ڪيائين ۽

وَسَخَّرَ لَكُمُ الْفُلْكَ لِتَجْرِيَ فِي الْبَحْرِ بِاَمْرِهٖ ۚ وَسَخَّرَ لَكُمُ الْاَنْهٰرَ ﴿٣٢﴾ وَ

توهان جي واسطي ٻيڙا مسخر ڪيائين جو سنديس حڪم سان درياءَ ۾ هلن وٽ٨ ۽ توهان جي واسطي نديون مسخر ڪيائين وٽ٩ ۽

سَخَّرَ لَكُمُ الشَّمْسَ وَالْقَمَرَ دَآئِبَيْنِ ۚ وَسَخَّرَ لَكُمُ الَّيْلَ وَالنَّهَارَ ﴿٣٣﴾ وَ

توهان جي واسطي سج ۽ چنڊ مسخر ڪيائين جيڪي برابر هلي رهيا آهن ف٨٠ ۽ توهان جي واسطي رات ۽ ڏينهن کي مسخر (تابع) ڪيائين وٽ٨١

اٰتٰىكُمْ مِّنْ كُلِّ مَا سَاَلْتُمُوْهُ ؕ وَاِنْ تَعُدُّوْا نِعْمَتَ اللّٰهِ لَا تُحْصُوْهَا ؕ

۽ توهان کي گهرڻ ڪجهه ڏنائين جيڪي توهان گهريو ۽ جيڪڏهن الله جون نعمتون شمار ڪريو ته ڳڻي نه سگهندؤ

اِنَّ الْاِنْسَانَ لَظَلُوْمٌ كَفَّارٌ ﴿٣٤﴾ ع وَاِذْ قَالَ اِبْرٰهِيْمُ رَبِّ اجْعَلْ هٰذَا

بيشڪ انسان وڏو ظالم ۽ ناشڪر آهي وٽ٨٢ ۽ ياد ڪريو جڏهن ابراهيم عرض ڪيو ته اي منهنجا رب هن شهر

الْبَلَدَ اٰمِنًا وَّاجْنُبْنِيْ وَبَنِيَّ اَنْ نَّعْبُدَ الْاَصْنَامَ ﴿٣٥﴾ رَبِّ اِنَّهُنَّ

وٽ٨٣ کي امن وارو ڪر وٽ٨٤ ۽ مون کي ۽ منهنجي پٽن کي بتن جي پوڄا کان بچاءِ وٽ٨٥ . اي منهنجا رب بيشڪ بتن

اَضْلَلْنَ كَثِيْرًا مِّنَ النَّاسِ ۚ فَمَنْ تَبِعَنِيْ فَاِنَّهٗ مِنِّيْ ۚ وَمَنْ

گهڻن ماڻهن کي گمراهه ڪري ڇڏيو وٽ٨٦ پوءِ جنهن منهنجو ساٿ ڏنو وٽ٨٧ اهو ته منهنجو آهي ۽ جنهن منهنجو

عَصَانِيْ فَاِنَّكَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿٣٦﴾ رَبَّنَآ اِنِّيْۤ اَسْكَنْتُ مِنْ ذُرِّيَّتِيْ

چيو نه مڃيو ته پوءِ تون بيشڪ بخشڻهار مهربان آهين. وٽ٨٨ اي منهنجا رب مان پنهنجي ڪجهه اولاد هڪ غيرآباد وادي

---

وٽ٣ يعني بتن کي ان جو شريڪ ڪيائون.

وٽ٤ اي محبوب مصطفىٰ (صلى الله عليه وسلم) انهن ڪافرن کي ته ٿورا ڏينهن دنيا جي خواهش کي.

وٽ٥ آخرت ۾.

وٽ٦ جو خريد وفروخت يعني مالي معاوضي ۽ فديي سان ئي ڪجهه نفعو حاصل ڪري سگهجي.

وٽ٧ جوان کان نفعو وٺجي. مگر گهڻا دوست هڪٻئي جا دشمن ٿي ويندا. هن آيت ۾ نفساني ۽ طبعي دوستي جي نفي آهي ۽ ايماني دوستي جيڪا محبت الاهي جي سبب هجي سا باقي رهندي، جيئن سورة زخرف ۾ فرمايو اٿس: اَلْاَخِلَّآءُ يَوْمَئِذٍ ۢ بَعْضُهُمْ لِبَعْضٍ عَدُوٌّ اِلَّا الْمُتَّقِيْنَ.

وٽ٨ ۽ ان مان توهان فائدو حاصل ڪريو.

وٽ٩ ته انهن کان ڪم وٺو.

ف٨٠ نه ٿڪجن نه رڪجن. توهان انهن مان نفعو حاصل ڪريو ٿا.

وٽ٨١ آرام ۽ ڪم جي لاءِ.

وٽ٨٢ جو ڪفر ۽ نافرماني ڪري پنهنجي مٿي ظلم ڪري ٿو ۽ پنهنجي رب جي نعمت ۽ ان جي احسان جو حق نه ٿو مڃي. حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته انسان مان هتي ابوجهل مُراد آهي، زجاج جو قول آهي ته انسان اسم جنس آهي ۽ هتي ان مان ڪافر مُراد آهي.

وٽ٨٣ مڪه مڪرمه.

ع ٥ ٧ ١٧

وٽ٨٤ جو قيامت جي ويجهڙائي وقت دُنيا جي ويران ٿيڻ جي وقت تائين اهو ويرانيءَ کان محفوظ رهي يا ان شهر وارا امن ۾ هجن، حضرت ابراهيم عليه السلام جي اها دُعا قبول پئي. الله تعالىٰ مڪه مڪرمه کي ويران ٿيڻ کان امن ڏنو ۽ ڪو به ان جي ويران ڪرڻ تي قادر ٿي نه سگهيو ۽ الله تعالىٰ ان کي حرم بڻايو، جو ان ۾ نه ڪنهن انسان کي خون ڪيو وڃي نه ڪنهن تي ظلم. نه اتي شڪار ماريو ويو ۽ نه گاهه ڪپيو وڃي.

وٽ٨٥ نبي سڀ بُت پرستي ۽ سڀني گناهن کان معصوم آهن. حضرت ابراهيم عليه السلام جي اها دُعا گهرڻ الله تعالىٰ جي بارگاهه ۾ نوڙت ۽ احتياج جي اظهار لاءِ آهي، ته هن جي باوجود جو تو پنهنجي ڪرم سان معصوم ڪيو، پر اسان تنهنجي فضل ۽ رحمت جي طرف احتياج جاڏ گهاهت رکون ٿا. وٽ٨٦ يعني انهن جي گمراهي جو سبب ٿيا جو اهي انهن کي پوڄڻ لڳا. وٽ٨٧ ۽ منهنجي عقيدي ۽ دين تي رهيو. وٽ٨٨ تو رڳي تون ان کي هدايت ڪرين ۽ توبه جي توفيق عطا فرمائين.

بِوَادٍ غَيْرِ ذِي زَرْعٍ عِنْدَ بَيْتِكَ الْمُحَرَّمِ رَبَّنَا لِيُقِيمُوا الصَّلٰوةَ

۾ رهايئ آهي تنهنجي عزت واري گهر وٽ ف٨٩ اي منهنجا رب هن جي واسطي ته اهي ف٩٠ نماز قائم رکن

فَاجْعَلْ أَفْئِدَةً مِنَ النَّاسِ تَهْوِي إِلَيْهِمْ وَارْزُقْهُمْ مِنَ

پوءِ ماڻهن جي دل ڪجهه انهن جي طرف لاڙي ڇڏ ف٩١ ۽ کائڻ جي واسطي انهن کي ميوا عطا

الثَّمَرَاتِ لَعَلَّهُمْ يَشْكُرُونَ ﴿٣٧﴾ رَبَّنَا إِنَّكَ تَعْلَمُ مَا نُخْفِي وَمَا نُعْلِنُ

ڪر ف٩٢ من اهي شڪر ڪن. اي اسان جا رب تون ڄاڻين تو جو ڪجهه اسان لڪايون ۽ جو ڪجهه اسان ظاهر ڪريون

وَمَا يَخْفَىٰ عَلَى اللّٰهِ مِنْ شَيْءٍ فِي الْأَرْضِ وَلَا فِي السَّمَاءِ ﴿٣٨﴾ الْحَمْدُ

۽ الله تي ڪا به شيءِ مخفي نه آهي زمين ۾ ۽ نه آسمان ۾ ف٩٣.

لِلّٰهِ الَّذِي وَهَبَ لِي عَلَى الْكِبَرِ إِسْمَاعِيلَ وَإِسْحَاقَ إِنَّ رَبِّي

سمورئون حمدون الله جي واسطي جنهن مون کي پوڙهائپ ۾ اسماعيل ۽ اسحاق ڏنا، بيشڪ منهنجو رب

لَسَمِيعُ الدُّعَاءِ ﴿٣٩﴾ رَبِّ اجْعَلْنِي مُقِيمَ الصَّلٰوةِ وَمِنْ ذُرِّيَّتِي

دعا ٻڌندڙ آهي. اي منهنجا رب مون کي ۽ منهنجي ڪجهه اولاد کي ف٩٤ نماز قائم ڪندڙ ڪر،

رَبَّنَا وَتَقَبَّلْ دُعَاءِ ﴿٤٠﴾ رَبَّنَا اغْفِرْ لِي وَلِوَالِدَيَّ وَلِلْمُؤْمِنِينَ يَوْمَ

اي اسان جا رب اسان جي دعا قبول فرماءِ. اي اسان جا رب مون کي بخش ۽ منهنجي ماءُ پيءُ کي ف٩٥ ۽ سڀني مسلمانن کي جنهن

يَقُومُ الْحِسَابُ ﴿٤١﴾ وَلَا تَحْسَبَنَّ اللّٰهَ غَافِلًا عَمَّا يَعْمَلُ الظّٰلِمُونَ

ڏينهن حساب قائم ٿيندو ۽ الله کي هرگز بي خبر گمان نه ڪر ظالمن جي ڪم کان ف٩٦ انهن کي ڍر فقط

إِنَّمَا يُؤَخِّرُهُمْ لِيَوْمٍ تَشْخَصُ فِيهِ الْأَبْصَارُ ﴿٤٢﴾ مُهْطِعِينَ مُقْنِعِي

انهيءَ ڏينهن جي واسطي ڏئي ٿو جنهن ۾ ف٩٧ اکيون کليل رهجي وينديون. بي تاب ڊڪندي نڪرندا ف٩٨ پنهنجو

رُءُوسِهِمْ لَا يَرْتَدُّ إِلَيْهِمْ طَرْفُهُمْ وَأَفْئِدَتُهُمْ هَوَاءٌ ﴿٤٣﴾ وَأَنْذِرِ

متو مٿي ڪندي جو انهن جي اک انهن جي طرف نه ڦرندي ف٩٩ ۽ انهن جي دلين ۾ ڪا طاقت نه هوندي ف١٠٠ ۽ ماڻهن کي ان

النَّاسَ يَوْمَ يَأْتِيهِمُ الْعَذَابُ فَيَقُولُ الَّذِينَ ظَلَمُوا رَبَّنَا أَخِّرْنَا

ڏينهن کان ڊيڄار ف١٠١ جنهن ڏينهن انهن تي عذاب ايندو. پوءِ ظالم چوندا ف١٠٢ اي اسان جا رب اسان کي ٿوري دير

إِلَىٰ أَجَلٍ قَرِيبٍ نُجِبْ دَعْوَتَكَ وَنَتَّبِعِ الرُّسُلَ أَوَلَمْ تَكُونُوا

ف١٠٣ مهلت ڏي جو اسان تنهنجو سڏ مڃون ف١٠٤ ۽ رسولن جي غلامي ڪريون ف١٠٥ ڇا توهان اڳي ف١٠٦ قسم ڪرڻ

ف٨٩ يعني ان واديءَ ۾ جتي هاڻ مڪه مڪرم آهي ۽ ذريت مان مُراد حضرت اسماعيل عليه السلام آهي. پاڻ شام جي سرزمين ۾ حضرت هاجره جي بطن پاڪ مان پيدا ٿيا. حضرت ابراهيم عليه السلام جي گهرواري حضرت ساره جي ڪا اولاد نه هئي ان سبب جي ڪري کيس رشڪ پيدا ٿيو ۽ ان حضرت ابراهيم عليه السلام کي چيو ته توهان هاجره ۽ سندس پُٽ کي مون کان جدا ڪريو. حڪمتِ الاهي اهو هڪ سبب پيدا ڪيو هو. اهڙيءَ طرح وحي آئي ته توهان حضرت هاجره ۽ اسماعيل کي ان سر زمين ۾ وٺي وڃو (جتي هاڻ مڪة المڪرمه آهي). پاڻ انهن ٻنهي کي پاڻ سان گڏ براق تي شام کان حرم جي سرزمين ۾ آندائين ۽ ڪعبي شريف جي ويجهو لاٿائين. ان وقت نه ڪا آبادي هئي، نه ڪوري چشمو نه پاڻي. هڪ توشه دان ۾ کارڪون ۽ هڪ ٿانو ۾ پاڻي انهن کي ڏيئي پاڻ واپس ٿيو ۽ ڦري انهن جي طرف نه ڏٺائين! حضرت هاجره اسماعيل جي والده عرض ڪيو ته توهان ڪاڏي وڃو ٿا ۽ اسان کي هن ماڙيءَ ۾ بي يار و مددگار ڇڏي پيا وڃو؟ پر پاڻ ان جو ڪو جواب نه ڏنائين نه ئي انهن جي طرف واجهايائين، حضرت هاجره چند پيرا ساڳيو عرض دهرايو، ليڪن جواب حاصل نه ڪيائين! آخر ۾ عرض ڪيائين ته ڇا! توهان کي اهو حڪم الله تعالىٰ ڏنو آهي؟ پاڻ فرمايائين ته هائو. تڏهن انهن کي اطمينان ٿيو. حضرت ابراهيم عليه السلام هليو ويو ۽ ان بارگاهِ الاهي ۾ هٿ مٿي ڪيئي هي دُعا گهُري، جيڪا آيت ۾ ذڪر ٿيل آهي. حضرت هاجره پنهنجي فرزند حضرت اسماعيل عليه السلام کي کير پيارڻ لڳي. جڏهن اهو پاڻي ختم ٿي ويو ۽ اُڃ جي سختي ٿي ۽ صاحبزادي جي نڙي مبارڪ به اُڃ کان خُشڪ ٿي ويئي. تڏهن پاڻي جي ڳولا يا آباديءَ جي تلاش ۾ صفا ۽ مروه جي وچ ۾ ڊوڙي، اهڙيءَ طرح ست پيرا ٿيو، ايستائين جو ملائڪ جي پَرهڻ سان يا حضرت اسماعيل عليه السلام جي قدم مبارڪ سان ان خشڪ زمين مان هڪ چشمو (زمزم) ظاهر ٿيو. آيت مان حرمت واري گهر مان مُراد بيت الله آهي. جيڪو نوح جي طوفان کان اڳ ڪعبه مقدس جي جاءِ تي هو ۽ طوفان جي وقت آسمان تي کنيو ويو. حضرت ابراهيم عليه السلام کي اهو واقعو کيس باهه ۾ وجهڻ کان پوءِ پيش آيو. باهه جي واقعي ۾ پاڻ دُعا نه فرمائي هُئائين ۽ هن واقعي ۾ دُعا گهريائين ۽ عاجزي ڪيائين. الله تعالىٰ جي ڪارسازي تي ڀروسو ڪري دُعا نه گهرڻ به توڪل ۽ بهتر آهي، ليڪن دعا جو مقام ان کان به افضل آهي. پوءِ حضرت ابراهيم عليه السلام جو هن آخري واقعي ۾ دُعا گهرڻ هن لاءِ آهي ته پاڻ ڪمال جي درجن ۾ هر گهڙيءَ ترقي تي آهن. ف٩٠ يعني حضرت اسماعيل ۽ سندس اولاد هن بي پوک واديءَ ۾ تنهنجي ذڪر ۽ عبادت ۾ مشغول ٿين ۽ تنهنجي بيت الحرام وٽ.

ع ٦ ٧ ١٨

منزل ٣

ف٩١ شهرن ۽ ڳوٺن کان هتي اچن ۽ انهن جون دليون هن پاڪ گهر جي زيارت جي شوق ۾ ڇڪجي اچن. هن ۾ ايمان وارن جي لاءِ هيءُ دُعا آهي ته انهن کي بيت الله جو حج حاصل ٿئي ۽ پنهنجي هتي رهڻ واري اولاد جي لاءِ هيءُ ته اهي زيارت جي لاءِ ايندڙن کان نفعي وارا ٿيندا رهن. مطلب ته هي دعا ديني دنيوي برڪتن تي مشتمل آهي. سڳوري جي دُعا قبول پيئي ۽ جرهم قبيلي ان طرف کان لنگهندي اتي هڪ پکي ڏٺو ته انهن کي تعجب ٿيو ته بيابان ۾ پکي ڪيئن؟! شايد ڪٿي چشمو ظاهر ٿيو آهي. ڳولا ڪندي ڏسن ته بابي زمزم شريف ۾ پاڻي آهي. اهو ڏسي انهن ماڻهن حضرت هاجره کان اتي رهڻ جي اجازت گهري ان انهن کي هن شرط سان اجازت ڏني ته پاڻي ۾ توهان جو ڪو حق نه رهندو. اهي ماڻهو ان شرط سان اتي آباد ٿيا ۽ اتي حضرت اسماعيل عليه السلام به اچي جوان ٿيو، انهن ماڻهن سندس صلاح ۽ پرهيزگاري کي ڏسي پنهنجي خاندان مان ڪين شادي ڪرائي ۽ حضرت هاجره جو وصال ٿي ويو. اهڙيءَ طرح حضرت ابراهيم عليه السلام جي دُعا پوري ٿي ۽ پاڻ دُعا ۾ هيءُ به فرمايائين. ف٩٢ انهيءَ جو ثمره آهي جو مختلف مندن ربيع، خريف، اونهاري ۽ سياري جا ميوا اتي هڪ ئي وقت موجود ملن ٿا. ف٩٣ حضرت ابراهيم عليه السلام هڪ ٻئي فرزند جي دُعا گهري هُئي. الله تعالىٰ قبول فرمائي، پاڻ ان جو شُڪرو ادا ڪندي بارگاهِ الاهي ۾ عرض ڪيائين. ف٩٤ ڇو ته ڪن جي نسبت ته کيس الله تعالىٰ جي ڄاڻائڻ سان معلوم هو ته ڪافر ٿيندا، انهيءَ ڪري ڪجهه اولاد جي واسطي نمازن جي پابندي ۽ حفاظت جي دُعا گهُريائين. ف٩٥ ايمان جي شرط سان يا ماءُ پيءُ مان حضرت آدم ۽ حوا مُراد آهن. ف٩٦ هن ۾ مظلوم کي تسلي ڏني ويئي ته الله تعالىٰ ظالم کان ظلم جو بدلو وٺندو. ف٩٧ هول ۽ دهشت سان. ف٩٨ حضرت اسرافيل عليه السلام جي طرف جيڪو انهن کي محشر جي ميدان طرف سڏيندو. ف٩٩ جو پنهنجو پاڻ کي ڏسي سگهن. ف١٠٠ حيرت ۽ دهشت جي سختي کان. قتاده چيو ته دليون سينن مان نڪري نڙين ۾ ڦاسنديون، نه ٻاهر نڪري سگهنديون، نه پنهنجي جاءِ تي واپس وڃي سگهنديون. معنيٰ هيءُ آهي ته ان ڏينهن جي هول ۽ دهشت جي سختي جو هيءُ عالم هوندو ته مٿا مٿي کڄيل هوندا، اکيون کُليل ئي رهجي وينديون ۽ دليون پنهنجي جاءِ تي قرار نه وٺي سگهنديون. ف١٠١ يعني ڪافرن کي قيامت جي ڏينهن جو خوف ڏياريو. ف١٠٢ يعني ڪافر. ف١٠٣ دُنيا ۾ واپس موڪل ۽. ف١٠٤ ۽ تنهنجيءَ توحيد تي ايمان آڻيون. ف١٠٥ ۽ اسان کان جيڪي ڏوهه ٿي چُڪا، تن جي تلافي ڪريون. ان تي کين جهڙڪ ۽ ملامت ڪئي ويندي ۽ فرمايو ويندو. ف١٠٦ دنيا ۾.

أَقْسَمْتُمْ مِّنْ قَبْلُ مَا لَكُمْ مِّنْ زَوَالٍ ﴿٤٤﴾ وَّسَكَنْتُمْ فِي مَسٰكِنِ

ڪنيو هو ته اسان کي دُنيا ڇڏي ڪاڏي به وڃڻو نه آهي ٠١٠٧ ۽ توهان انهن جي گهرن ۾ ٽڪيو

الَّذِيْنَ ظَلَمُوْٓا اَنْفُسَهُمْ وَتَبَيَّنَ لَكُمْ كَيْفَ فَعَلْنَا بِهِمْ وَضَرَبْنَا

جن پنهنجي پاڻ تي ظلم ڪيو هو ١٠٨ ۽ توهان کي چڱي طرح خبر آهي ته اسان انهن جو ڪهڙو حال ڪيو ١٠٩ ۽ اسان

لَكُمُ الْاَمْثَالَ ﴿٤٥﴾ وَقَدْ مَكَرُوْا مَكْرَهُمْ وَعِنْدَ اللّٰهِ مَكْرُهُمْ ۭ وَاِنْ

توهان کي مثال ڏيئي ٻڌائي ڇڏيو ١١٠ بيشڪ انهن ١١١ پنهنجي ڏاڍو جو فريب ڪيو ١١٢ انهن جي سازش الله جي قبضي ۾ آهي ۽ انهن

كَانَ مَكْرُهُمْ لِتَزُوْلَ مِنْهُ الْجِبَالُ ﴿٤٦﴾ فَلَا تَحْسَبَنَّ اللّٰهَ مُخْلِفَ

جي سازش اهڙي به ڪا نه هئي جنهن سان جبل جاءِ ڇڏي وڃن ١١٣ پوءِ هرگز خيال نه ڪر ته الله پنهنجي رسولن سان واعدي

وَعْدِهٖ رُسُلَهٗ ۭ اِنَّ اللّٰهَ عَزِيْزٌ ذُو انْتِقَامٍ ﴿٤٧﴾ يَوْمَ تُبَدَّلُ الْاَرْضُ غَيْرَ

خلافي ڪندو ١١٤ بيشڪ الله غالب بدلو وٺندڙ آهي. جنهن ڏينهن ١١٥ زمين مٽائي ويندي هن زمين کان سواءِ

الْاَرْضِ وَالسَّمٰوٰتُ وَبَرَزُوْا لِلّٰهِ الْوَاحِدِ الْقَهَّارِ ﴿٤٨﴾ وَتَرَى الْمُجْرِمِيْنَ

۽ آسمان ١١٦ ۽ سڀ اماڻهو نڪري بيهندا ١١٧ اهڪ الله جي سامهون جيڪو سڀني تي غالب آهي. ۽ ان ڏينهن تون مجرمن ١١٨ کي

يَوْمَىِٕذٍ مُّقَرَّنِيْنَ فِي الْاَصْفَادِ ﴿٤٩﴾ سَرَابِيْلُهُمْ مِّنْ قَطِرَانٍ وَّتَغْشٰى

ڏسندين ته بيڙين ۾ هڪبئي سان جڪڙيل هوندا. ١١٩ انهن جون قميصون ڏامبر مان هونديون ١٢٠ ۽ انهن جي

وُجُوْهَهُمُ النَّارُ ﴿٥٠﴾ لِيَجْزِيَ اللّٰهُ كُلَّ نَفْسٍ مَّا كَسَبَتْ ۭ اِنَّ اللّٰهَ سَرِيْعُ

مُنهن کي باهه ڍڪي ڇڏيندي. هن جي واسطي ته الله هر ساهه واري کي ان جي ڪمائي جو بدلو ڏئي. بيشڪ الله کي حساب ڪندي ڪا دير

الْحِسَابِ ﴿٥١﴾ هٰذَا بَلٰغٌ لِّلنَّاسِ وَلِيُنْذَرُوْا بِهٖ وَلِيَعْلَمُوْٓا اَنَّمَا

نه ٿي لڳي. هي ١٢١ ماڻهن کي حڪم پهچائڻ آهي ۽ هن لاءِ ته اهي ان سان ڊيڄاريا وڃن ۽ ان لاءِ ته اهي ڄاڻي ڇڏن ته

هُوَ اِلٰهٌ وَّاحِدٌ وَّلِيَذَّكَّرَ اُولُوا الْاَلْبَابِ ﴿٥٢﴾

اهو ئي هڪڙو معبود آهي ١٢٢ ۽ هن واسطي ته عقل وارا نصيحت پرائين.

سُوْرَةُ الْحِجْرِ ١٥ مَكِّيَّةٌ ٥٤ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ — اٰيَاتُهَا ٩٩ رُكُوْعَاتُهَا ٦

سورة حِجر مڪي آهي ۽ هن ۾ نوانوي : الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان شروع ) ١ ؛ آيتون ۽ ڇهه رڪوع آهن

الٓرٰ ۣ تِلْكَ اٰيٰتُ الْكِتٰبِ وَقُرْاٰنٍ مُّبِيْنٍ ﴿١﴾

هي آيتون آهن ڪتاب ۽ روشن قرآن جون.

---

١٠٧ ۽ ڇا توهان بعث ۽ آخرت جو انڪار نه ڪيو هو.

١٠٨ ڪفر ۽ نافرماني ڪري، جيئن نوح، عاد ۽ ثمود جي قوم وغيره.

١٠٩ ۽ توهان پنهنجن اکين سان انهن جي جاين ۾ عذاب جا آثار ۽ نشان ڏٺا ۽ توهان کي انهن جي هلاڪت ۽ برباديءَ جون خبرون مليون. اهو سڀ ڪجهه ڏسڻ ۽ ڄاڻڻ جي باوجود به توهان عبرت حاصل نه ڪئي ۽ توهان ڪفر کان باز نه آيو.

١١٠ ته جيئن توهان سوچيو ۽ سمجهو ۽ عذاب ۽ هلاڪت کان پنهنجو پاڻ کي بچايو.

١١١ اسلام جي مٽائڻ ۽ ڪفر جي تائيد ڪرڻ جي لاءِ محبوب نبي ڪريم صلي الله تعالیٰ عليه وسلم جن سان ڳنڍ.

١١٢ جو انهن حضور پُرنور محبوب سيد الڪونين صلی الله تعالیٰ عليه واله وسلم جن جي (معاذ الله) قتل يا قيد ڪرڻ يا ڪڍي ڇڏڻ جو ارادو ڪيو.

١١٣ يعني الله تعالیٰ جون آيتون ۽ محبوب مصطفیٰ جي شريعت جا احڪام، جيڪي پنهنجي قوت ۽ ثبوت ۾ مضبوط پهاڙن وانگر آهن. مُشڪل آهي جو ڪافرن جي مڪر ۽ دوکيبازين سان پنهنجي جاءِ کان ٽري سگهن.

١١٤ هي ته ممڪن ئي نه آهي. اهو ضرور واعدو پورو ڪندو ۽ پنهنجي حبيب رسول ڪريم جي مدد فرمائيندو ۽ سندس دين کي غالب ڪندو ۽ سندس دشمن کي هلاڪ ڪندو.

١١٥ ان ڏينهن مان قيامت جو ڏينهن مُراد آهي.

١١٦ زمين ۽ آسمان جي تبديليءَ ۾ مفسرن جا ٻه قول آهن. هڪ هي ته انهن جون وصفون تبديل ڪيون وينديون، مثلاً زمين هڪ سطح تي ويندي نه ان تي جبل باقي رهندا، نه بلند دڙا، نه گهاغار، نه وڻ، نه عمارت، نه ڪنهن ڳوٺ ۽ بادشاهيءَ جو نشان ۽ آسمان تي ڪو ستارو نه رهندو ۽ سج ۽ چنڊ جي روشني ختم ٿي ويندي. اها تبديلي وصفن جي آهي، ذات جي نه آهي. ٻيو قول هي آهي ته آسمان ۽ زمين جي ذات ئي تبديل ڪئي ويندي. ان زمين جي جاءِ تي چانديءَ جي زمين هوندي سفيد ۽ صاف، جنهن تي نه ڪڏهن رت وهايو ويو هجي، نه گناهه ڪيو ويو هجي ۽ آسمان سون جو هوندو. هي ٻه قول جيتوڻيڪ پاڻ ۾ مختلف معلوم ٿين ٿا، انهن مان هر هڪ صحيح آهي ۽ جمع جو سبب هي آهي ته پهريائين صفتن جي تبديلي ٿيندي ۽ ٻي پيري حساب کان پوءِ ٻي تبديلي ٿيندي. ان ۾ زمين ۽ آسمان جون ذاتيون ئي تبديل ٿي وينديون.

١١٧ پنهنجي قبرن مان.

١١٨ يعني ڪافرن.

١١٩ پنهنجن شيطانن سان گڏ ٻڌل.



١٢٠ ڪاري رنگ جاءِ بد بوءِ دار، جن سان باهه جا شعلا اجا وڌيڪ تيزي وٺن (مدارڪ ۽ خازن). تفسير بيضاوي ۾ آهي ته انهن جي بدنن تي ڏامبر لنبيو ويندو، جيڪو ڪُرتي وانگر ٿي ويندو، ان جي سوزش ۽ ان جي رنگ جي وحشت ۽ بد بوءِ کان تڪليف لهندا. ١٢١ قرآن شريف. ١٢٢ يعني انهن آيتن مان الله تعالیٰ جي توحيد جا دليل لهندا.

١ سُورة حِجر مڪي آهي، هن ۾ ڇهه رڪوع، نوانوي آيتون، ڇهه سو چوونجاهه ڪلما ۽ ٻه هزار ست سؤ سٺ حرف آهن.

رُبَمَا يَوَدُّ الَّذِينَ كَفَرُوا لَوْ كَانُوا مُسْلِمِينَ ﴿٢﴾ ذَرْهُمْ يَأْكُلُوا

گھڻيون ئي سڌون ڪندا ڪافر ٢ ته ڪاش مسلمان هجن ها. انهن کي ڇڏي ڏي ٣ ته کائن ۽

وَيَتَمَتَّعُوا وَيُلْهِهِمُ الْأَمَلُ فَسَوْفَ يَعْلَمُونَ ﴿٣﴾ وَمَا أَهْلَكْنَا

نفعو وٺن ٤ ۽ اميد ٥ انهن کي غفلت ۾ وجهي، پوءِ جلدي انهن کي خبر پوندي. ٦ ۽ اسان ڪو به ڳوٺ

مِنْ قَرْيَةٍ إِلَّا وَلَهَا كِتَابٌ مَعْلُومٌ ﴿٤﴾ مَا تَسْبِقُ مِنْ أُمَّةٍ

تباهه نه ڪيو مگر انهيءَ جي واسطي هڪڙو معلوم لکيل هو. ٧ ڪا به جماعت پنهنجي واعدي کان نه اڳتي

أَجَلَهَا وَمَا يَسْتَأْخِرُونَ ﴿٥﴾ وَقَالُوا يَا أَيُّهَا الَّذِي نُزِّلَ عَلَيْهِ

وڌي ۽ نه پٺتي هٽي ۽ چوڻ لڳا ٨ اي اهو شخص جنهن تي قرآن لٿو

الذِّكْرُ إِنَّكَ لَمَجْنُونٌ ﴿٦﴾ لَوْ مَا تَأْتِينَا بِالْمَلَائِكَةِ إِنْ كُنْتَ

بيشڪ تون چريو آهين ٩ اسان وٽ ملائڪ ڇو نه ٿو آڻين ١٠ جيڪڏهن تون سچو

مِنَ الصَّادِقِينَ ﴿٧﴾ مَا نُنَزِّلُ الْمَلَائِكَةَ إِلَّا بِالْحَقِّ وَمَا كَانُوا إِذًا

آهين. ١١ اسان ملائڪن کي بيڪار نازل نه ڪندا آهيون ۽ اهي لهن ته پوءِ انهن کي مهلت نه

مُنْظَرِينَ ﴿٨﴾ إِنَّا نَحْنُ نَزَّلْنَا الذِّكْرَ وَإِنَّا لَهُ لَحَافِظُونَ ﴿٩﴾ وَلَقَدْ

ملندي ١٢. بيشڪ اسان هي قرآن نازل ڪيو آهي ۽ بيشڪ اسان پاڻ ان جا نگهبان آهيون ١٣. ۽

أَرْسَلْنَا مِنْ قَبْلِكَ فِي شِيَعِ الْأَوَّلِينَ ﴿١٠﴾ وَمَا يَأْتِيهِمْ مِنْ

بيشڪ اسان توکان اڳي اڳين امتن ۾ رسول موڪليا. ۽ انهن وٽ ڪو به رسول

رَسُولٍ إِلَّا كَانُوا بِهِ يَسْتَهْزِئُونَ ﴿١١﴾ كَذَٰلِكَ نَسْلُكُهُ فِي قُلُوبِ

نه ايندو هو، مگر ان سان مسخري ڪندا هئا. ١٤ اهڙيءَ طرح اسان مسخري کي انهن مجرمن

الْمُجْرِمِينَ ﴿١٢﴾ لَا يُؤْمِنُونَ بِهِ وَقَدْ خَلَتْ سُنَّةُ الْأَوَّلِينَ ﴿١٣﴾

جي دلين ۾ راهه ڏيندا آهيون. اهي ان تي ١٦ ايمان نه ٿا آڻين ۽ اڳين جو طريقو (نمونو) گذري چڪو آهي. ١٧

وَلَوْ فَتَحْنَا عَلَيْهِمْ بَابًا مِنَ السَّمَاءِ فَظَلُّوا فِيهِ يَعْرُجُونَ ﴿١٤﴾

۽ جيڪڏهن اسان انهن جي واسطي آسمان ۾ ڪو دروازو کوليون جو ڏينهن جو ان تان چڙهڻ لڳن ها،

لَقَالُوا إِنَّمَا سُكِّرَتْ أَبْصَارُنَا بَلْ نَحْنُ قَوْمٌ مَسْحُورُونَ ﴿١٥﴾

تڏهن به چون ها ته اسان جي نظربندي ڪئي ويئي آهي، بلڪ اسان تي جادو ٿيو آهي. ١٨



٢ هي تمنا ان وقت ٿيندي. عذاب کي ڏسي ٿيندي، جڏهن ڪافرن کي معلوم ٿي ويندو ته اهو گمراهي ۾ هو ۽ آخرت ۾ قيامت جي ڏينهن سختيون ۽ خضاءَ پنهنجو انجام ۽ مآل ڏسي. زجاج جو قول آهي ته ڪافر جڏهن پنهنجي سڀ جو حال ۽ مسلمانن تي الله تعالى جي رحمت ڏسندا، هر ڀيري تمنا ڪندا. ٣ اي محبوب مصطفى (صلى الله تعالى عليه وسلم). ٤ دنيا جون لذتون. ٥ نعمتن، لذتن ۽ ڊگهي عمر جي، جنهن سبب اهي ايمان کان محروم آهن. ٦ پنهنجو انجام ڪار هن ۾ تنبيهه آهي ته ڊگهين اميدن ۾ گرفتار ٿيڻ ۽ دنيا جي لذتن جي طلب ۾ ٻڏي وڃڻ ايمان واري جو شان نه آهي. حضرت علي المرتضى رضي الله تعالى عنه فرمايو ته ڊگهيون اميدون آخرت کي وسارڻ ٿيون ۽ خواهشن جي تابعداري حق کان روڪي ٿي. ٧ لوح محفوظ ۾ انهي مقرر وقت تي اهو هلاڪ ٿيو. ٨ مڪي جي ڪافرن، حضور محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کي. ٩ انهن جو اهو قول مسخري ۽ ٺٺولي جي طريقي سان هو، جيئن فرعون حضرت موسى عليه السلام جي نسبت چيو هو اِنَّ رَسُولَكُمُ الَّذِيٓ اُرْسِلَ اِلَيْكُمْ لَمَجْنُوْنٌ. ١٠ جيڪي تو هان جي رسول هجڻ ۽ قرآن پاڪ جي ڪتاب الاهي هجڻ جي شاهدي ڏين. ١١ الله تعالى ان جي جواب ۾ فرمائي ٿو. ١٢ في الحال عذاب ۾ گرفتار ڪيا وڃن. ١٣ جو ڦيرڦار، تبديلي، گهٽ وڌائي کان ان جي حفاظت فرمايون ٿا. سمورن جن انسانن ۽ ساري مخلوق جي مقدور ۾ نه آهي جو هن ۾ هڪ اکر به گهٽ وڌ يا ان ۾ ڦيرڦار ۽ تبديلي ڪري سگهي ۽ جڏهن ته الله تعالى قرآن ڪريم جي حفاظت جو واعدو فرمايو آهي، ان ڪري اها خصوصيت صرف قرآن شريف جي ئي آهي. ڪنهن ٻئي ڪتاب کي اها ڳالهه حاصل نه آهي. اها حفاظت گهڻن قسمن تي مشتمل آهي. هڪ هي ته قرآن شريف کي معجزو بنايئين ته جيئن بشر جو ڪلام ملي ئي نه سگهي. هن ۾ ٻيو هي ته هن کي معارضي مقابلي کان محفوظ ڪيائين ته جيئن ڪو هن جي نيست ونابود ۽ معدوم ڪرڻ کان عاجز ڪري ڇڏيائين جو ڪافر ڪمال دشمني جي باوجود هن مقدس ڪتاب کي معدوم ڪرڻ کان عاجز آهن. ١٤ هن آيت ۾ ٻڌايو ويو ته جهڙيءَ طرح مڪي جي ڪافرن، محبوب سرڪار عالم صلى الله تعالى عليه وآله وسلم جن سان جاهلاڻيون ڳالهيون ڪيون ۽ بي ادبيءَ سان ڪين مجنون چيائون. قديم زماني کان ڪافرن جي نبين سڳورن سان اهائي عادت رهي آهي ۽ اهي رسولن سان مسخري ڪندا رهيا. هن ۾ محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالى عليه وسلم جن جي دل جي تسڪين آهي. ١٥ يعني مڪي جي مشرڪن.

١٦ يعني محبوب مدني سيد الانبياء صلى الله عليه وسلم جن يا قرآن شريف تي. ١٧ جو اهي نبين سڳورن جي تڪذيب ڪري عذاب الاهي سان هلاڪ ٿيندا رهيا. اهوئي حال هنن جو آهي. پوءِ الله تعالى جي عذاب کان انهن کي ڊڄڻ گهرجي. ١٨ يعني انهن ڪافرن جو بغض هن درجي تي پهچي ويو آهي جو جيڪڏهن انهن جي لاءِ آسمان ۾ دروازو کولي وڃي ۽ کين ان ۾ چڙهڻ حاصل ٿئي ۽ ڏينهن جو ان مان لنگهن ۽ اکين سان ڏسن، تڏهن به نه مڃيندا ۽ اهي چوندا ته اسان جي نظربند ڪئي وئي ۽ اسان تي جادو ٿيو آهي. پوءِ جڏهن انهن کي پنهنجي معائني سان يقين حاصل نه ٿيو ته پوءِ ملائڪن جي اچڻ ۽ شاهدي ڏيڻ سان، جنهن کي اهي طلب ڪن ٿا، ڪهڙو فائدو ٿيندو.

وَلَقَدْ جَعَلْنَا فِي السَّمَآءِ بُرُوْجًا وَّزَيَّنّٰهَا لِلنّٰظِرِيْنَ ﴿١٦﴾ وَحَفِظْنٰهَا

۽ تحقيق اسان آسمان ۾ برج بناياسين ١٩ ۽ ان کي ڏسندڙن جي واسطي سينگاريوسين ٢٠ ۽ ان کي اسان

مِنْ كُلِّ شَيْطٰنٍ رَّجِيْمٍ ﴿١٧﴾ اِلَّا مَنِ اسْتَرَقَ السَّمْعَ فَاَتْبَعَهٗ شِهَابٌ

هر مردود شيطان کان محفوظ رکيو. ٢١ مگر جيڪو لڪ ڇپ ۾ ٻڌي وڃي ته ان جي پٺيان لڳندڙ آهي

مُّبِيْنٌ ﴿١٨﴾ وَالْاَرْضَ مَدَدْنٰهَا وَاَلْقَيْنَا فِيْهَا رَوَاسِيَ وَاَنْۢبَتْنَا

روشن شعلو. ٢٢ ۽ اسان زمين پکيڙي ۽ ان ۾ لنگر ڦٽي ڪيا ٢٣

فِيْهَا مِنْ كُلِّ شَيْءٍ مَّوْزُوْنٍ ﴿١٩﴾ وَجَعَلْنَا لَكُمْ فِيْهَا مَعَايِشَ

۽ اسان ان ۾ هر شيءِ اندازي سان ڄمائي. ۽ توهان جي واسطي ان ۾ گذر سفر جو

وَمَنْ لَّسْتُمْ لَهٗ بِرٰزِقِيْنَ ﴿٢٠﴾ وَاِنْ مِّنْ شَيْءٍ اِلَّا عِنْدَنَا

سامان بڻايو آهي ٢٤ ۽ اهي ۾ جن کي توهان رزق ڏيندڙ نه آهيو ٢٥ ۽ اسان وٽ هر شيءِ جا خزانا

خَزَآئِنُهٗ وَمَا نُنَزِّلُهٗۤ اِلَّا بِقَدَرٍ مَّعْلُوْمٍ ﴿٢١﴾ وَاَرْسَلْنَا الرِّيٰحَ لَوَاقِحَ

آهن ٢٦ ۽ اسان ان کي هڪ معلوم اندازي سان ئي لاهيندا آهيون. ۽ اسان هوائون موڪليون

فَاَنْزَلْنَا مِنَ السَّمَآءِ مَآءً فَاَسْقَيْنٰكُمُوْهُ وَمَاۤ اَنْتُمْ لَهٗ بِخٰزِنِيْنَ ﴿٢٢﴾

ڪڪرن کي بار ڪندڙ ٢٧ پوءِ اسان آسمان کان پاڻي لاٿو پوءِ اهو پاڻي توهان کي پيئڻ لاءِ ڏنوسين ۽ توهان ان جا ڪي

وَاِنَّا لَنَحْنُ نُحْيٖ وَنُمِيْتُ وَنَحْنُ الْوٰرِثُوْنَ ﴿٢٣﴾ وَلَقَدْ عَلِمْنَا

خزانچي نه آهيو ٢٨ ۽ بيشڪ اسان جيارڻ ۽ اسان ئي مارڻ ۽ اسان ئي وارث آهيون ٢٩ ۽ اسان کي

الْمُسْتَقْدِمِيْنَ مِنْكُمْ وَلَقَدْ عَلِمْنَا الْمُسْتَاْخِرِيْنَ ﴿٢٤﴾ وَاِنَّ

معلوم آهن جيڪي توهان مان اڳي وڌيا ۽ توهان مان پٺتي رهندڙ به اسان کي معلوم آهن. ٣٠ ۽ بيشڪ

رَبَّكَ هُوَ يَحْشُرُهُمْ ۚ اِنَّهٗ حَكِيْمٌ عَلِيْمٌ ﴿٢٥﴾ وَلَقَدْ خَلَقْنَا الْاِنْسَانَ

تنهنجو رب ئي قيامت ۾ انهن کي اٿاريندو ٣١ بيشڪ اهو علم ۽ حڪمت وارو آهي. ۽ بيشڪ اسان انسان کي ٣٢ وڄندڙ

مِنْ صَلْصَالٍ مِّنْ حَمَاٍ مَّسْنُوْنٍ ﴿٢٦﴾ وَالْجَآنَّ خَلَقْنٰهُ مِنْ

مٽي مان پيدا ڪيو جيڪا اصل ۾ ڪاري ۽ بوءِ دار گارو هئي. ٣٣ ۽ جن کي اسان ان کان اڳ ۾ پيدا ڪيو

قَبْلُ مِنْ نَّارِ السَّمُوْمِ ﴿٢٧﴾ وَاِذْ قَالَ رَبُّكَ لِلْمَلٰٓئِكَةِ اِنِّيْ خَالِقٌۢ بَشَرًا

بنا دونهين واري باهه مان. ٣٤ ۽ ياد ڪريو جڏهن تنهنجي رب ملائڪن کي فرمايو ته مان انسان کي ناهڻ وارو آهيان



ف١٩ جيڪي سياره ستارن جون منزلون آهن سي ٻارهن آهن: ١- حمل، ٢- ثور، ٣- جوزا، ٤- سرطان، ٥- اسد، ٦- سنبله، ٧- ميزان، ٨- عقرب، ٩- قوس، ١٠- جدي، ١١- دلو ۽ ١٢- حوت.

ف٢٠ ستارن سان.

ف٢١ حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته شيطان آسمان ۾ داخل ٿيندا هئا ۽ اتان جون خبرون پوين وٽ آڻيندا هئا. جڏهن حضرت عيسىٰ عليه السلام پيدا اٿيا، تڏهن شيطان ٽن آسمانن کان روڪيا ويا. جڏهن حضور پُرنور محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن جي ولادت باسعادت ٿي، تڏهن سڀني آسمانن کان روڪيا ويا.

ف٢٢ شهاب ان ستاري کي چئبو آهي، جيڪو شعلي وانگر روشن ٿئي ٿو ۽ ملائڪ ان سان شيطانن کي مارين ٿا.

ف٢٣ پهاڙن جا ته جيئن ثابت ۽ قائم رهي ۽ جنبش نه ڪري.

ف٢٤ اناج ۽ ميوا وغيره.

ف٢٥ ٻانهي، غلام، چوپايا ۽ نوڪر وغيره.

ف٢٦ خزانا هجڻ عبارت آهي اقتدار ۽ اختيار کان. معنىٰ هيءُ آهي ته اسان هر شيءِ جي پيدا ڪرڻ تي قادر آهيون، جيتريون گهُرون ۽ جيڪو اندازو حڪمت جي تقاضا هجي.

ف٢٧ جيڪي آبادين کي پاڻي سان پرن ۽ سيراب ڪن ٿيون.

ف٢٨ جو پاڻي توهان جي اختيار ۾ ٿئي هن جي باوجود جو توهان کي ان جي ضرورت آهي. هن ۾ الله تعالىٰ جي قدرت ۽ ٻانهن جي عاجزيءَ تي وڏو دليل آهي.

ف٢٩ يعني سموري خلق فنا ٿيڻ واري آهي ۽ اسان باقي رهڻ وارا آهيون ۽ ملڪ جي دعوىٰ ڪرڻ وارن جي ملڪيت ضايع ٿي ويندي ۽ سڀني مالڪن جو مالڪ باقي رهندو.

ع ٢/١٠/٢

ف٣٠ يعني اڳيون امتون ۽ امتِ محمديه ۽ جيڪا سڀني امتن ۾ پوئين آهي يا هي، جيڪي طاعت ۽ چڱائي ۾ اڳرائي ڪرڻ وارا آهن ۽ جيڪي سستيءَ کان پٺتي رهجي وڃڻ وارا آهن يا هي، جيڪي فضيلت حاصل ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌڻ وارا آهن ۽ جيڪي عذر کان پٺتي ره جي وڃڻ وارا آهن.

شان نزول:- حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما کان روايت ٿيل آهي ته محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن نماز با جماعت جي پهرين صف جا فضائل بيان فرمايا، ان کان بعد صحابه ڪرام پهرين صف حاصل ڪرڻ لاءِ نهايت ڪوشان رهيا ۽ ميڙ ٿيڻ لڳو. جن سڳورن جا گهر مسجد شريف کان پري هئا سي پنهنجا گهر وڪڻي ويجهن گهرن خريد ڪرڻ تي آماده ٿي ويا ته جيئن پهرين صف ۾ جاءِ ملڻ کان محروم نه ڪڏهن ٿين. انهي تي هيءُ آيت ڪريمه نازل ٿي ۽ انهن کي تسلي ڏني وئي ته ثواب نيتن تي آهي ۽ الله تعالىٰ اڳين عذر جي سبب پٺتي رهجي ويندڙن سڀني کي ڄاڻي ٿو ۽ انهن جي نيتن کان به خبردار آهي ۽ ان کان ڪا شيءِ ڳجهي نه آهي. ف٣١ جنهن حال ۾ هو مئا هوندا.

ف٣٢ يعني حضرت آدم عليه السلام کي ڇو ته ف٣٣ الله تعالىٰ جڏهن حضرت آدم عليه السلام جي پيدا ڪرڻ جو ارادو ڪيو، تڏهن زمين مان هڪ مُٺ مٽي جي ڪئين ۽ ان کي پاڻي ۾ گهيڙيائين. جڏهن اهو گارو خراب ٿي ويو ۽ ان ۾ بوءِ پيدا ٿي، تڏهن ان ۾ انساني صورت بڻايائين. پوءِ اهو سُڪي خشڪ ٿي ويو. پوءِ جڏهن ان ۾ هوا وڃي پيئي ته اهو وڄڻ لڳو. پوءِ ان کي پيدا ٿيو. جڏهن سج جي تپش کان اهو پچي ويو ته پوءِ ان ۾ روح ڦوڪيائين ته اهو انسان ٿي ويو. ف٣٤ [illegible] کان سوا جي هر نمود ڪري ٿي.

مِنْ صَلْصَالٍ مِّنْ حَمَاٍ مَّسْنُوْنٍ ﴿٢٨﴾ فَاِذَا سَوَّيْتُهٗ وَنَفَخْتُ فِيْهِ

وجندڙ مٽي مان جيڪا ڪاري ۽ بوءِ دارگاري مان آهي. پوءِ جڏهن مان ان کي ٺيڪ ڪري وٺان ۽ ان ۾ پنهنجي طرفان

مِنْ رُّوْحِيْ فَقَعُوْا لَهٗ سٰجِدِيْنَ ﴿٢٩﴾ فَسَجَدَ الْمَلٰٓئِكَةُ كُلُّهُمْ

خاص عزت وارو روح ڦوڪيان و٣٥ ته ان جي واسطي سجدي ۾ ڪري پئجو پوءِ جيڪي به ملائڪ هئا سڀ سجدي ۾ ڪري پيا.

اَجْمَعُوْنَ ﴿٣٠﴾ اِلَّآ اِبْلِيْسَ اَبٰٓى اَنْ يَّكُوْنَ مَعَ السّٰجِدِيْنَ ﴿٣١﴾ قَالَ

سواءِ ابليس جي، ان سجدي ڪندڙن جي ساٿ ڪان انڪار ڪيو. و٣٧ فرمايائين اي ابليس توکي

يٰٓاِبْلِيْسُ مَا لَكَ اَلَّا تَكُوْنَ مَعَ السّٰجِدِيْنَ ﴿٣٢﴾ قَالَ لَمْ اَكُنْ لِّاَسْجُدَ

ڇا ٿيو جو تو سجدي ڪندڙن جو ساٿ نه ڏنو. چيائين مون کي ڇڳو نه لڳو جو بشر کي سجدو ڪريان

لِبَشَرٍ خَلَقْتَهٗ مِنْ صَلْصَالٍ مِّنْ حَمَاٍ مَّسْنُوْنٍ ﴿٣٣﴾ قَالَ فَاخْرُجْ مِنْهَا

جنهن کي تو وجندڙ مٽي مان پيدا ڪيو جيڪا ڪاري بدبوءِ دارگاري مان هئي. فرمايائين تون بهشت مان نڪري وڃ

فَاِنَّكَ رَجِيْمٌ ﴿٣٤﴾ وَّاِنَّ عَلَيْكَ اللَّعْنَةَ اِلٰى يَوْمِ الدِّيْنِ ﴿٣٥﴾ قَالَ رَبِّ

بيشڪ تون تڙيل آهين. ۽ بيشڪ تو تي قيامت تائين لعنت آهي. و٣٨ چيائين

فَاَنْظِرْنِيْٓ اِلٰى يَوْمِ يُبْعَثُوْنَ ﴿٣٦﴾ قَالَ فَاِنَّكَ مِنَ الْمُنْظَرِيْنَ ﴿٣٧﴾

منهنجا رب! پوءِ مون کي مهلت ڏي تنهن ڏينهن تائين جو اٿاريو وڃن جي ڏينهن تائين. و٣٩ فرمايائين پوءِ بيشڪ تون مهلت ڏنلن مان آهين.

اِلٰى يَوْمِ الْوَقْتِ الْمَعْلُوْمِ ﴿٣٨﴾ قَالَ رَبِّ بِمَآ اَغْوَيْتَنِيْ لَاُزَيِّنَنَّ

معلوم وقت تائين و٤٠ - چيائين منهنجا رب قسم آهي تنهنجي گمراهه ڪرڻ جو مون کي ته مان انهن کي زمين ۾ ضرور

لَهُمْ فِي الْاَرْضِ وَلَاُغْوِيَنَّهُمْ اَجْمَعِيْنَ ﴿٣٩﴾ اِلَّا عِبَادَكَ مِنْهُمُ

گناهه سينگاري ڏيکاريندس و٤١ ۽ ضرور مان انهن سڀني کي و٤٢ گمراهه ڪندس. مگر انهن ۾ جيڪي تنهنجا

الْمُخْلَصِيْنَ ﴿٤٠﴾ قَالَ هٰذَا صِرَاطٌ عَلَيَّ مُسْتَقِيْمٌ ﴿٤١﴾ اِنَّ

چونڊيل ٻانها آهن و٤٣. فرمايائين هي سڌو رستو منهنجي طرف اچي ٿو. بيشڪ

عِبَادِيْ لَيْسَ لَكَ عَلَيْهِمْ سُلْطٰنٌ اِلَّا مَنِ اتَّبَعَكَ مِنَ

منهنجي و٤٤ ٻانهن تي تنهنجو ڪو زور نه هلندو سواءِ انهن گمراهن جي جيڪي تنهنجو ساٿ

الْغٰوِيْنَ ﴿٤٢﴾ وَاِنَّ جَهَنَّمَ لَمَوْعِدُهُمْ اَجْمَعِيْنَ ﴿٤٣﴾ لَهَا سَبْعَةُ

ڏين. ۽ بيشڪ انهن سڀني جي واسطي جهنم جو واعدو آهي و٤٦ انهيءَ جا ست

و٣٥ ۽ ان کي حياتي عطا فرمايائين.

و٣٦ جي تحيت ۽ تعظيم.

و٣٧ ۽ حضرت آدم عليه السلام کي سجدو نه ڪيو ته پوءِ الله تعالىٰ.

و٣٨ جو آسمان ۽ زمين وارا تو تي لعنت ڪندا ۽ جڏهن قيامت جو ڏينهن ايندو، ته تون ان لعنت سان گڏ هميشگي واري عذاب ۾ گرفتار ڪيو ويندين جنهن کان ڪڏهن به ڇوٽڪارو نه ٿيندو. اهو بڇڙي شيطان.

و٣٩ يعني قيامت جي ڏينهن تائين. ان مان شيطان جو مطلب هي هو ته اهو ڪڏهن نه مري ۽ ڇو ته قيامت کان پوءِ ڪو نه مرندو ۽ ان قيامت تائين جي ئي مهلت گهري ورتائين. ليڪن ان جي هن دعا کي الله تعالىٰ هن طرح قبول ڪيو ته.

و٤٠ جنهن ۾ سمورري خلق مري ويندي ۽ اها پهرين ڦوڪ آهي. پوءِ شيطان جي مُئل رهڻ جي مدت پهرين ڦوڪ کان ٻي ڦوڪ تائين چاليهه سال آهي ۽ ان کي اُن قدر مهلت ڏيڻ ان جي اڪرام لاءِ نه آهي بلڪ ان جي مصيبت ۽ بد بختي ۽ عذاب جي زيادتي جي لاءِ آهي. اهو بڇڙي شيطان.

و٤١ يعني دنيا ۾ گناهن جي رغبت ڏياريندس.

و٤٢ دلين ۾ وسوسا وجهي ڪري.

و٤٣ جن کي تو پنهنجي توحيد ۽ عبادت جي لاءِ برگزيده فرمائي ورتو انهن تي شيطان جو وسوسو ۽ ان جو مڪر نه هلندو.

و٤٤ ايمان وارن.

و٤٥ يعني جيڪي ڪافر تنهنجا مطيع ۽ فرمانبردار ٿي رهن ۽ تنهنجي تابعداري جو ارادو ڪن.

و٤٦ ابليس جو ۽ ان جي تابعداري ڪرڻ وارن جو.

أَبْوَابٌ ۭ لِكُلِّ بَابٍ مِّنْهُمْ جُزْءٌ مَّقْسُومٌ ﴿٤٤﴾ إِنَّ الْمُتَّقِينَ فِي

دروازا آهن ف٤٧ هر دروازي جي واسطي انهن منجهان هڪ حصو ورهايل آهي ف٤٨ بيشڪ پرهيزگار باغن ۽

جَنّٰتٍ وَّعُيُونٍ ﴿٤٥﴾ ۭ اُدْخُلُوهَا بِسَلٰمٍ اٰمِنِينَ ﴿٤٦﴾ وَنَزَعْنَا مَا فِي

چشمن ۾ آهن ف٤٩ ان ۾ داخل ٿيو سلامتيءَ سان امن ۾ رهندي ف٥٠ ۽ اسان ڇڪي ڪڍي ورتو

صُدُورِهِم مِّنْ غِلٍّ إِخْوَانًا عَلٰى سُرُرٍ مُّتَقٰبِلِينَ ﴿٤٧﴾ لَا

جو ڪجهه ف٥١ ڪينو هو انهن جي سينن ۾ ف٥٢ هڪبئي ۾ پيار آهن ف٥٣ تخت تي آمهون سامهون ويٺل. نه انهن کي ان

يَمَسُّهُمْ فِيهَا نَصَبٌ وَّمَا هُم مِّنْهَا بِمُخْرَجِينَ ﴿٤٨﴾ نَبِّئْ عِبَادِيٓ

۾ ڪا تڪليف پهچي نه اهي ان مان ڪڍيا وڃن. خبر ڏيو ف٥٤ منهنجن ٻانهن کي ته بيشڪ مان ئي آهيان

أَنِّيٓ أَنَا الْغَفُورُ الرَّحِيمُ ﴿٤٩﴾ وَأَنَّ عَذَابِي هُوَ الْعَذَابُ الْأَلِيمُ ﴿٥٠﴾

بخشيندڙ مهربان. ۽ منهنجو ئي عذاب دردناڪ عذاب آهي.

وَنَبِّئْهُمْ عَن ضَيْفِ إِبْرٰهِيمَ ﴿٥١﴾ إِذْ دَخَلُوا عَلَيْهِ فَقَالُوا سَلٰمًا ۭ

۽ انهن کي ابراهيم جي مهمانن جا احوال ٻڌاءِ. ف٥٥ جڏهن اهي وٽس آيا ته چيائون سلام ف٥٦

قَالَ إِنَّا مِنكُمْ وَجِلُونَ ﴿٥٢﴾ قَالُوا لَا تَوْجَلْ إِنَّا نُبَشِّرُكَ بِغُلٰمٍ

چيائين اسان کي توهان کان ڊپ ٿئي پيو. ف٥٧ انهن چيو ڊڄ نه اسان توکي هڪ علم واري پٽ جي خوشخبري

عَلِيمٍ ﴿٥٣﴾ قَالَ أَبَشَّرْتُمُونِي عَلٰىٓ أَن مَّسَّنِيَ الْكِبَرُ فَبِمَ

ٻڌايون ٿا ف٥٨. چيائين ڇا مون کي پيرسني (ٻڍ ڙاپ) پهچڻ تي خوشخبري ڏيو ٿا، هاڻي (ٻي) ڪهڙي

تُبَشِّرُونَ ﴿٥٤﴾ قَالُوا بَشَّرْنٰكَ بِالْحَقِّ فَلَا تَكُن مِّنَ الْقٰنِطِينَ ﴿٥٥﴾

خوشخبري ڏيندؤ ف٥٩. چيائون اسان توکي سچي خوشخبري ڏني آهي ف٦٠ توهان نااميد نه ٿيو.

قَالَ وَمَن يَقْنَطُ مِن رَّحْمَةِ رَبِّهِٓ إِلَّا الضَّآلُّونَ ﴿٥٦﴾ قَالَ فَمَا

چيائين پنهنجي رب جي رحمت کان ڪير نااميد ٿي سگهي ٿو سواءِ گمراهن جي ف٦١. چيائين ته ملائڪو!

خَطْبُكُمْ أَيُّهَا الْمُرْسَلُونَ ﴿٥٧﴾ قَالُوٓا إِنَّآ أُرْسِلْنَآ إِلٰى قَوْمٍ مُّجْرِمِينَ ﴿٥٨﴾

توهان جو ڪهڙو حال احوال آهي. ف٦٢ چيائون اسان هڪ مجرم قوم جي طرف موڪليا ويا آهيون. ف٦٣

إِلَّآ اٰلَ لُوطٍ ۭ إِنَّا لَمُنَجُّوهُمْ أَجْمَعِينَ ﴿٥٩﴾ إِلَّا امْرَأَتَهُ قَدَّرْنَآ

مگر لوط جا گهر وارا، انهن سڀني کي اسان بچائي وٺنداسي ف٦٤ مگر سندس زال ان لاءِ اسان فيصلو ڪري چڪا آهيون

ع ١٩ ٣ ٣

ف٤٧ يعني ست طبقا. ابن جريج جو قول ته دوزخ جا ست درڪات آهن: ١. جهنم، ٢. لظيٰ، ٣. حطمه، ٤. سعير، ٥. سقر، ٦. جحيم ۽ ٧. هاويه.

ف٤٨ يعني شيطان جي پيروي ڪرڻ وارا به ستن حصن ۾ تقسيم ٿيل آهن. انهن مان هر هڪ لاءِ جهنم جو هڪ طبقو مقرر آهي.

ف٤٩ انهن کي چيو ويندو ته.

ف٥٠ يعني جنت ۾ داخل ٿيو امن ۽ سلامتيءَ سان نه هتان ڪڍيا وڃو نه موت اچي، نه ڪا آفت ظاهر ٿئي، نه ڪو خوف نه پريشاني.

ف٥١ دنيا ۾.

ف٥٢ ۽ انهن جي نفس کي ساڙ، حسد، بغض ۽ دشمني وغيره خراب عادتن کان پاڪ ڪري ڇڏيا ويا آهن اهي.

ف٥٣ هڪبئي سان محبت ڪرڻ وارا. حضرت علي المرتضيٰ رضي الله تعالیٰ عنه فرمايو ته مون کي اميد آهي ته مان، عثمان، طلحه ۽ زبير انهن مان آهيون. يعني اسان جي سينن مان بغض، دشمني، ڪينو ۽ حسد ڪڍيو ويو آهي، اسان پاڻ ۾ محبت ڪرڻ وارا آهيون. هن ۾ رافضين جو رد آهي.

وقف لازم

ف٥٤ اي محبوب محمد مصطفيٰ احمد مجتبيٰ صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم.

ف٥٥ جن کي الله تعاليٰ هن لاءِ موڪليو هو ته حضرت ابراهيم عليه السلام کي فرزند جي خوشخبري ڏين ۽ حضرت لوط عليه السلام جي قوم کي هلاڪ ڪن. اهي مهمان ٻين ڪيترن ملائڪن سان گڏ حضرت جبرئيل عليه السلام جن هئا.

ف٥٦ يعني ملائڪن حضرت ابراهيم عليه السلام کي سلام ڪيو ۽ سندس تحيت ۽ تڪريم ادا ڪيائون ته پوءِ حضرت ابراهيم عليه السلام انهن کي.

ف٥٧ هن ڪري، جو بغير اجازت جي ۽ بي وقت آيو ۽ ڪاڌو نه کاڌو.

ف٥٨ يعني حضرت اسحاق عليه السلام جي. ان تي حضرت ابراهيم عليه السلام.

ف٥٩ يعني هڙي ضعيفيءَ ۾ اولاد ڏيڻ عجيب وغريب آهي! ڪهڙي طرح اولاد ڏيندو، ڇا اسان کي وري جوان ڪيو ويندو يا انهيءَ حالت ۾ ئي فرزند عطا فرمايو ويندو؟ ملائڪن.

ف٦٠ قضاءِ الاهي ان تي جاري ٿي چڪي ته توهان جو پٽ ٿئي ۽ ان جو اولاد گهڻو پکڙجي.

ف٦١ يعني مان ان جي رحمت مان نااميد نه آهيان، ڇو ته رحمت مان ڪافر نااميد ٿين ٿا، هائو! ان جي سنت، جيڪا جهان ۾ جاري آهي، ان کان هيءَ ڳالهه عجيب معلوم ٿئي ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام ملائڪن کي. ف٦٢ هن خوشخبريءَ کان سواءِ ڪهڙو ڪم آهي، جنهن لاءِ توهان موڪليا ويا آهيو. ف٦٣ يعني لوط جي قوم جي طرف، جو اسان انهن کي هلاڪ ڪريون. ف٦٤ ڇو ته اهي ايمان وارا آهن.

إِنَّهَا لَمِنَ الْغٰبِرِينَ ﴿٦٠﴾ فَلَمَّا جَآءَ اٰلَ لُوطٍ ۨالْمُرْسَلُونَ ﴿٦١﴾ قَالَ

ته اها پنهنجي رهجي ويندڙن ۾ آهي ف٦٥ پوءِ جڏهن لوط جي گهر ملائڪ آيا. ف٦٦ چيائين ته اوهان

إِنَّكُمْ قَوْمٌ مُّنكَرُونَ ﴿٦٢﴾ قَالُوا بَلْ جِئْنٰكَ بِمَا كَانُوا فِيهِ يَمْتَرُونَ ﴿٦٣﴾

ته ڪي اوپرا ماڻهو آهيو ف٦٧ چيائون بلڪ اسان تو وٽ اهو ڪجهه آندو آهي جنهن ۾ اهي ماڻهو شڪ ڪندا هئا ف٦٩

وَاَتَيْنٰكَ بِالْحَقِّ وَإِنَّا لَصٰدِقُونَ ﴿٦٤﴾ فَأَسْرِ بِأَهْلِكَ بِقِطْعٍ مِّنَ

۽ اسان تو وٽ سچو حڪم آندو آهي ۽ اسان يقيناً سچا آهيون. پوءِ تون پنهنجي گهر وارن کي رات جي پوئين حصي ۾

الَّيْلِ وَاتَّبِعْ أَدْبٰرَهُمْ وَلَا يَلْتَفِتْ مِنكُمْ أَحَدٌ وَامْضُوا حَيْثُ

وٺي ٻاهر وڃ ۽ تون انهن جي پٺيان هل ۽ توهان مان ڪو به پٺتي مڙي نه ڏسي ۽ اتي سڌو هليا وڃو جتي جو توهان کي

تُؤْمَرُونَ ﴿٦٥﴾ وَقَضَيْنَا إِلَيْهِ ذٰلِكَ الْأَمْرَ أَنَّ دَابِرَ هٰٓؤُلَآءِ مَقْطُوعٌ

حڪم آهي ف٧١ ۽ اسان کيس ان معاملي جو فيصلو ٻڌائي ڇڏيو ته صبح ٿيندي ئي انهن ڪافرن جي پاڙ

مُّصْبِحِينَ ﴿٦٦﴾ وَجَآءَ أَهْلُ الْمَدِينَةِ يَسْتَبْشِرُونَ ﴿٦٧﴾ قَالَ

ڪپجي ويندي ف٧٢ ۽ شهر وارا ف٧٣ خوشيون ڪندا آيا. لوط چيو

إِنَّ هٰٓؤُلَآءِ ضَيْفِي فَلَا تَفْضَحُونِ ﴿٦٨﴾ وَاتَّقُوا اللّٰهَ وَلَا تُخْزُونِ ﴿٦٩﴾

هي منهنجا مهمان آهن ف٧٤ مون کي خوار نه ڪيو. ف٧٥ ۽ الله کان ڊڄو مون کي رسوا نه ڪيو. ف٧٦

قَالُوٓا أَوَلَمْ نَنْهَكَ عَنِ الْعٰلَمِينَ ﴿٧٠﴾ قَالَ هٰٓؤُلَآءِ بَنٰتِيٓ إِن

چيائون ڇا اسان توهان کي منع نه ڪئي هئي ته ٻين جي معاملي ۾ دخل نه ڏجو. چيائين هي قوم جون عورتون منهنجون نياڻيون

كُنتُمْ فٰعِلِينَ ﴿٧١﴾ لَعَمْرُكَ إِنَّهُمْ لَفِي سَكْرَتِهِمْ يَعْمَهُونَ ﴿٧٢﴾ فَأَخَذَتْهُمُ

آهن جيڪڏهن توهان کي (نڪاح) ڪرڻو هجي ف٧٧. اي محبوب تنهنجي جان جو قسم ف٧٨ بيشڪ اهي پنهنجي نشي ۾ ڀٽڪي رهيا آهن. پوءِ صبح

الصَّيْحَةُ مُشْرِقِينَ ﴿٧٣﴾ فَجَعَلْنَا عٰلِيَهَا سَافِلَهَا وَأَمْطَرْنَا

ايرندي ئي انهن کي ڪڙڪي اچي ورتو ف٧٩. پوءِ اسان ان ڳوٺ جو مٿيون حصو هيٺيون حصو ڪري ڇڏيو ف٨٠ ۽ انهن تي

عَلَيْهِمْ حِجَارَةً مِّن سِجِّيلٍ ﴿٧٤﴾ إِنَّ فِي ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّلْمُتَوَسِّمِينَ ﴿٧٥﴾

چوني جا پٿر وسايا. بيشڪ انهيءَ ۾ نشانيون آهن سمجهه (فراست) وارن جي واسطي.

وَإِنَّهَا لَبِسَبِيلٍ مُّقِيمٍ ﴿٧٦﴾ إِنَّ فِي ذٰلِكَ لَاٰيَةً لِّلْمُؤْمِنِينَ ﴿٧٧﴾

۽ بيشڪ اهو ڳوٺ ان رستي تي آهي جيڪو اڃا تائين هلندڙ آهي ف٨١ بيشڪ ان ۾ نشانيون آهن ايمان وارن جي لاءِ



ع ٤ / ١٦ / ٤

ف٦٥ پنهنجي ڪفر جي سبب. ف٦٦ خوبصورت نوجوانن جي شڪل ۾ حضرت لوط عليه السلام کي انديشو ٿيو ته قوم انهن جي پويان نه پوي ته پوءِ پاڻ ملائڪن کي ف٦٧ نه ته اوهان جا هڪ آهيو نه ڪا مسافرن جي علامت ... تي آيا آهيو ته ملائڪن. ف٦٨ عذاب جنهن جي نازل ٿيڻ جو توهان پنهنجي قوم کي خوف ڏياريندا هيو. ف٦٩ ۽ توهان کي ڪوڙو ڪندا هئا. ف٧٠ ته قوم تي ڪا مصيبت نازل ٿي چاهي ڪهڙي عذاب ۾ مبتلا ڪيا ويا. ف٧١ حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته حڪم شام ملڪ جي وڃڻ جو هو. ف٧٢ يعني سڄو قوم عذاب سان هلاڪ ڪئي ويندي. ف٧٣ يعني سدوم جي شهر جا رهڻ وارا. حضرت لوط عليه السلام جي قوم جا ماڻهو حضرت لوط عليه السلام وٽ خوبصورت نوجوانن جي اچڻ جي خبر ٻڌي فساد ارادي ۽ ناپاڪ نيت سان. ف٧٤ ۽ مهمانن جي عزت لازم ٿئي ٿي. توهان انهن جي بي حرمتي جو ارادو ڪري ف٧٥ جو مهمان جي رسوائي ميزبان جي لاءِ رسوائي ۽ شرمندگي جو سبب ٿئي ٿي. ف٧٦ هنن سان برو ارادو ڪري. ان تي قوم جي ماڻهن حضرت لوط عليه السلام کي. ف٧٧ ته انهن سان نڪاح ڪريو ۽ حرام ڪان پري رهو. هاڻي الله تعالىٰ پنهنجي حبيب اڪرم صلى الله عليه وسلم جن کي خطاب فرمائي ٿو. ف٧٨ ۽ الله تعالىٰ جي مخلوق مان ڪا جان بارگاهِ الاهي ۾ توهان جي جان پاڪ وانگر عزت ۽ حرمت نه ٿي رکي ۽ الله تعالىٰ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي عمر کان سواءِ ڪنهن جي عمر ۽ حياتي جو قسم نه کنيو. اهو مرتبو صرف محبوب سائين جن جو ئي آهي. هاڻي ان قسم کان پوءِ ارشاد فرمائي ٿو. ف٧٩ يعني هولناڪ آواز. ف٨٠ هن طرح ته حضرت جبرئيل عليه السلام ان ڳوٺ کي کڻي آسمان جي ويجهو ڪري اُتان اونڌو ڪري زمين تي اڇلايائين. ف٨١ ۽ قافلا اتان لنگهن ٿا ۽ الله تعالىٰ جي غضب جا نشان انهن جي ڏسڻ ۾ اچن ٿا.

21

وَ اِنْ كَانَ اَصْحٰبُ الْاَیْكَةِ لَظٰلِمِیْنَ ﴿۷۸﴾ فَانْتَقَمْنَا مِنْهُمْ

۽ بيشڪ هُرڻيءَ (جهنگل) وارا ضرور ظالم هئا ف٨٢ پوءِ اسان انهن کان بدلو ورتو ف٨٣ ۽ بيشڪ

وَ اِنَّهُمَا لَبِاِمَامٍ مُّبِیْنٍ ﴿۷۹﴾ وَ لَقَدْ كَذَّبَ اَصْحٰبُ الْحِجْرِ

اهي ٻئي ڳوٺ کليل رستي تي پيون ٿا. ف٨٤ ۽ بيشڪ حجر وارن، رسولن کي ڪوڙو چيو ف٨٦.

الْمُرْسَلِیْنَ ﴿۸۰﴾ وَ اٰتَیْنٰهُمْ اٰیٰتِنَا فَكَانُوْا عَنْهَا مُعْرِضِیْنَ ﴿۸۱﴾ وَ كَانُوْا

۽ اسان انهن کي پنهنجون نشانيون ڏنيون ف٨٧ ته اهي انهن کان منهن ڦيريندڙ رهيا ف٨٨. ۽ اهي پهاڙن کي

یَنْحِتُوْنَ مِنَ الْجِبَالِ بُیُوْتًا اٰمِنِیْنَ ﴿۸۲﴾ فَاَخَذَتْهُمُ الصَّیْحَةُ

ڪٽي بي خوف گهر ٺاهيندا هئا ف٨٩. پوءِ صبح ٿيندي ئي انهن کي ڪڙڪي اچي ورتو ف٩٠.

مُصْبِحِیْنَ ﴿۸۳﴾ فَمَاۤ اَغْنٰى عَنْهُمْ مَّا كَانُوْا یَكْسِبُوْنَ ﴿۸۴﴾ وَ مَا خَلَقْنَا

پوءِ انهن جي ڪمائي انهن کي ڪو به فائدو نه ڏنو ف٩١. ۽ اسان آسمان ۽ زمين ۽ جو

السَّمٰوٰتِ وَ الْاَرْضَ وَ مَا بَیْنَهُمَاۤ اِلَّا بِالْحَقِّ ؕ وَ اِنَّ السَّاعَةَ

ڪجهه انهن جي درميان آهي بيڪار نه بڻايو آهي ۽ بيشڪ قيامت اچڻ واري آهي ف٩٢ پوءِ تون سهڻي

لَاٰتِیَةٌ فَاصْفَحِ الصَّفْحَ الْجَمِیْلَ ﴿۸۵﴾ اِنَّ رَبَّكَ هُوَ الْخَلّٰقُ الْعَلِیْمُ ﴿۸۶﴾

نموني درگذر ڪر ف٩٣. بيشڪ تنهنجو رب ئي زبردست پيدا ڪندڙ ڄاڻندڙ آهي ف٩٤. ۽ بيشڪ اسان

وَ لَقَدْ اٰتَیْنٰكَ سَبْعًا مِّنَ الْمَثَانِیْ وَ الْقُرْاٰنَ الْعَظِیْمَ ﴿۸۷﴾ لَا تَمُدَّنَّ

تو کي ست آيتون ڏنيون جيڪي دهرايون وينديون آهن ف٩٥ ۽ عظمت وارو قرآن. پنهنجون اکيون ڪڏهن

عَیْنَیْكَ اِلٰى مَا مَتَّعْنَا بِهٖۤ اَزْوَاجًا مِّنْهُمْ وَ لَا تَحْزَنْ عَلَیْهِمْ

ان شيءِ ڏانهن نه ڏس جيڪا اسان ڪجهه جوڙن کي وقتي نفعي جي لاءِ ڏني آهي ف٩٦ ۽ انهن جي ڪري ڪجهه ڏک نه ڪر

وَ اخْفِضْ جَنَاحَكَ لِلْمُؤْمِنِیْنَ ﴿۸۸﴾ وَ قُلْ اِنِّیْۤ اَنَا النَّذِیْرُ

ف٩٧ ۽ مسلمانن کي پنهنجي رحمت جي پرن ۾ وٺي ڇڏ. ف٩٨ ۽ فرماءِ ته مان ئي صاف ڊيڄاريندڙ

الْمُبِیْنُ ﴿۸۹﴾ كَمَاۤ اَنْزَلْنَا عَلَى الْمُقْتَسِمِیْنَ ﴿۹۰﴾ الَّذِیْنَ جَعَلُوا الْقُرْاٰنَ

آهيان (ان عذاب کان). جهڙو اسان ورهاست ڪندڙن تي لاٿو. جن الله جي ڪلام کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري

عِضِیْنَ ﴿۹۱﴾ فَوَ رَبِّكَ لَنَسْــٴَـلَنَّهُمْ اَجْمَعِیْنَ ﴿۹۲﴾ عَمَّا كَانُوْا یَعْمَلُوْنَ ﴿۹۳﴾

ڇڏيو ف٩٩ پوءِ تنهنجي رب جو قسم اسان ضرور انهن سڀني کان پڇنداسين ف١٠٠. جو ڪجهه اهي ڪندا هئا ف١٠١.

ف٨٢ يعني ڪافر هئا. ايڪو وڻن جي جهنگ کي چوندا آهن انهن مان گهڻن جي شهر سرسبز جهنگن ۽ ساوڪن جي وچ ۾ هو. الله تعالیٰ حضرت شُعيب عليه السلام کي انهن ڏانهن رسول بڻائي موڪليو. انهن مان گهڻن نافرماني ڪئي ۽ حضرت شعيب عليه السلام کي ڪوڙو ڪيو. ف٨٣ يعني عذاب موڪلي کين هلاڪ ڪيوسين. ف٨٤ يعني لوط جي قوم جا شهر ۽ ايڪه وارن جا. ف٨٥ جتان ماڻهو لنگهن ٿا ۽ ڏسن ٿا ته پوءِ اي مڪي وارؤ! توهان انهن کي ڏسي ڇو نٿا عبرت حاصل ڪريو. ف٨٦ حجر، مديني ۽ شام جي وچ ۾ هڪ ماڙي آهي جنهن ۾ ثمود جي قوم وارا رهندا هئا. انهن پنهنجي پيغمبر حضرت صالح عليه السلام جي تڪذيب ڪئي ۽ هڪ نبي جي تڪذيب، سمورن نبين سڳورن جي تڪذيب آهي، ڇو ته هر هڪ رسول سمورن نبين سڳورن تي ايمان آڻڻ جي دعوت ڏئي ٿو. ف٨٧ جو پٿر مان ڏاچي پيدا ڪيائين. جيڪا گهڻن عجيبن تي مشتمل هئي. مثلاً ان جو وڏي بدن وارو هجڻ ۽ پيدا ٿيڻ سان ئي ڦر ڄڻڻ ۽ گهڻائي سان کير ڏيڻ، ايترو جو ثمود جي قوم کي ڪافي ٿئي، وغيره. اهي سڀ حضرت صالح عليه السلام جا معجزا ۽ ثمود جي قوم جي لاءِ اسان جون نشانيون هيون. ف٨٨ ۽ ايمان نه آندائون. ف٨٩ جو انهن کي ان جي ڪرڻ ۽ ان ۾ ڪاٽ لڳائڻ جو انديشو نه هو ۽ اهي سمجهندا هئا ته هي گهر تباهه ٿي نه ٿا سگهن. انهن تي ڪا آفت نٿي اچي سگهي. ف٩٠ ۽ اهي عذاب ۾ گرفتار ٿيا. ف٩١ ۽ سندن مال ومتاع ۽ سندن مضبوط مڪان کين عذاب کان بچائي نه سگهيا. ف٩٢ هر هڪ کي ان جي عمل جي جزا ملندي. ف٩٣ اي محبوب مصطفیٰ صلی الله عليه وسلم! ۽ پنهنجي قوم جي ايذائن تي تحمل ڪريو. اهو حڪم قتال جي آيت سان منسوخ ٿي ويو. ف٩٤ انهيءَ سڀني کي پيدا ڪيو ۽ اهو پنهنجي مخلوق جو سمورو حال ڄاڻي ٿو. ف٩٥ نماز جي رڪعتن ۾ يعني هر رڪعت ۾ پڙهيون وڃن ٿيون ۽ انهن ستن آيتن مان سورة فاتحه مراد آهي، جيئن بخاري ۽ مسلم جي حديثن ۾ وارد آهي. ف٩٦ معنیٰ هي آهي ته اي حضور محبوب سيد الانبياء صلی الله تعالیٰ عليه وسلم اسان توهان کي اهڙيون نعمتون عطا فرمايون جن جي اڳيان دنيوي نعمتون ڪجهه نه آهن. پوءِ ترهان دنيا جي سامان کان بي نياز رهو، جيڪو يهودي ۽ نصاریٰ وغيره مختلف قسم جي ڪافرن کي ڏنو ويو. حديث شريف ۾ آهي ته حضور محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم فرمايو ته اهو اسان مان نه آهي، جيڪو قرآن جي بدولت هر شيءِ کان بي نياز نه ٿي ويو يعني قرآن پاڪ اهڙي نعمت آهي جنهن جي اڳيان دنيوي نعمتون ڪجهه نه آهن. ف٩٧ جو انهن ايمان نه آندو.

ف٩٨ ۽ انهن کي پنهنجي ڪرم سان نوازيو. ف٩٩ حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته تقسيم ڪرڻ وارن مان يهودي ۽ نصاریٰ مراد آهن. جڏهن ته انهن قرآن ڪريم جي ڪجهه حصي تي ايمان آندو ۽ جيڪو انهن جي خيال ۾ انهن جي ڪتابن جي موافق هو ۽ ڪجهه جا انڪاري ٿي ويا. قتاده ۽ ابن سائب جو قول آهي ته تقسيم ڪرڻ وارن مان قريش ڪافر مراد آهن. جن مان ڪي قرآن شريف کي جادو، ڪي ڪهاڻ ۽ ڪي افسانو چوندا هئا. اهڙي طرح انهن قرآن ڪريم جي حق ۾ پنهنجا قول تقسيم ڪري رکيا هئا ۽ هڪ قول آهي ته تقسيم ڪرڻ وارن مان اهي ٻارهن شخص مراد آهن، جن کي ڪافرن مڪي مڪرمه جي رستن تي مقرر ڪيو هو. حج جي زماني ۾ هر رستي تي انهن مان هڪ هڪ شخص ويهندو هو ۽ اهو ايندڙن کي ورغلائڻ ۽ محبوب سيد عالم صلی الله عليه وسلم جن کان ڦيرائڻ جي لاءِ هڪ ڳالهه مقرر ڪري وٺندو هو، ڪو ايندڙن کي هي چوندو هو ته انهن جي ڳالهين ۾ نه اچجو جو اهي جادوگر آهن. ڪو چوندو هو ته اهي ڪوڙا آهن، ڪو چوندو هو ته اهي چريا آهن. ڪو چوندو هو ته اهي ڪاهن آهن اهي سڀ بکواس ٻڌي ماڻهو جڏهن ڪعبة الله شريف جي دروازي تي ايندا هئا ته اتي وري وليد بن مغيره ويٺو رهندو هو، ان کان حضور محبوب نبي ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن جو حال معلوم ڪندا هئا ۽ چوندا هئا ته اسان مڪي مڪرمه ايندي شهر جي هر طرف انهن جي متعلق هيئن ٻڌو. اهو چوندو هو ته ٺيڪ ٻڌو. اهڙي طرح خلق کي ورغلائيندا ڪارائيندا ۽ گمراهه ڪندا هئا. انهن ماڻهن کي الله تعالیٰ هلاڪ ڪيو. ف١٠٠ قيامت جي ڏينهن. ف١٠١ ۽ جيڪو ڪجهه اهي محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن ۽ قرآن پاڪ جي نسبت چوندا هئا.

فَاصْدَعْ بِمَا تُؤْمَرُ وَاَعْرِضْ عَنِ الْمُشْرِكِيْنَ ﴿٩٤﴾ اِنَّا كَفَيْنٰكَ

پوءِ کليو اعلان ڪري ڇڏ جنهن ڳالهه جو توکي حڪم آهي ف١٠٢ ۽ مشرڪن کان منهن موڙي ڇڏ ف١٠٣ بيشڪ اسان توکي ڪافي

الْمُسْتَهْزِءِيْنَ ﴿٩٥﴾ الَّذِيْنَ يَجْعَلُوْنَ مَعَ اللّٰهِ اِلٰهًا اٰخَرَ فَسَوْفَ

آهيون انهن مسخري ڪندڙن کان ف١٠٤. جيڪي الله سان گڏ ٻيا معبود ناهن ٿا، پوءِ اجهو انهن کي خبر

يَعْلَمُوْنَ ﴿٩٦﴾ وَلَقَدْ نَعْلَمُ اَنَّكَ يَضِيْقُ صَدْرُكَ بِمَا يَقُوْلُوْنَ ﴿٩٧﴾

پوندي ف١٠٥. بيشڪ اسان کي معلوم آهي ته انهن جي ڳالهين جي ڪري تنهنجي دل تنگ ٿئي ٿي ف١٠٦.

فَسَبِّحْ بِحَمْدِ رَبِّكَ وَكُنْ مِّنَ السّٰجِدِيْنَ ﴿٩٨﴾ وَاعْبُدْ رَبَّكَ

پوءِ پنهنجي رب کي ساراهيندي ان جي پاڪائي بيان ڪر ۽ سجدي ڪندڙن مان ٿيءُ ف١٠٧. ۽ پنهنجي رب جي عبادت ڪندو رهه

حَتّٰى يَاْتِيَكَ الْيَقِيْنُ ﴿٩٩﴾

مرڻ جي گهڙي اچڻ تائين.

سُوْرَةُ النَّحْلِ ١٦ مَكِّيَّةٌ ٧٠ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ — اٰيَاتُهَا ١٢٨ رُكُوْعَاتُهَا ١٦

سورة نحل مڪي آهي ف١ ان ۾ هڪ سؤ اٺاويهه آيتون ۽ سورهن رڪوع آهن (الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان شروع)

اَتٰۤى اَمْرُ اللّٰهِ فَلَا تَسْتَعْجِلُوْهُ ؕ سُبْحٰنَهٗ وَتَعٰلٰى عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ﴿١﴾

اجهو الله جو حڪم آيو پوءِ ان جي جلدي نه ڪريو ف٢ پاڪائي آهي سندس ۽ برتر (بلند) آهي مشرڪن جي شرڪ کان ف٣.

يُنَزِّلُ الْمَلٰٓئِكَةَ بِالرُّوْحِ مِنْ اَمْرِهٖ عَلٰى مَنْ يَّشَآءُ مِنْ عِبَادِهٖۤ

ملائڪن کي نازل ڪري ٿو ايمان جي جان يعني وحي سان پنهنجي حڪم سان پنهنجي جن ٻانهن تي وڻيس ف٤ هن بابت ته

اَنْ اَنْذِرُوْۤا اَنَّهٗ لَاۤ اِلٰهَ اِلَّاۤ اَنَا فَاتَّقُوْنِ ﴿٢﴾ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَ

ڊيڄاريو ته مون کان سواءِ ڪو به عبادت جو لائق نه آهي پوءِ مون کان ٿي ڊڄو ف٥. ان برحق پيدا فرمايو آسمانن

الْاَرْضَ بِالْحَقِّ ؕ تَعٰلٰى عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ﴿٣﴾ خَلَقَ الْاِنْسَانَ مِنْ

۽ زمين کي ف٦ اهو برتر آهي انهن جي شرڪ کان. ان ماڻهوءَ کي هڪ منيءَ جي قطري مان پيدا

نُّطْفَةٍ فَاِذَا هُوَ خَصِيْمٌ مُّبِيْنٌ ﴿٤﴾ وَالْاَنْعَامَ خَلَقَهَا ۚ لَكُمْ

ڪيو ف٧ پوءِ تڏهن اهو کليل جهڳڙالو آهي. ۽ چوپايا پيدا ڪيائين توهان جي واسطي، انهن

فِيْهَا دِفْءٌ وَّمَنَافِعُ وَمِنْهَا تَاْكُلُوْنَ ﴿٥﴾ وَلَكُمْ فِيْهَا جَمَالٌ حِيْنَ

۾ گرم پوشاڪ ۽ ٻيا نفعا آهن ف٨ ۽ انهن مان کائو به ٿا. ۽ توهان جو انهن ۾ سينگار آهي جڏهن شام



ف١٠٢ هن آيت ۾ سيد عالم محبوب مڪرم صلى الله عليه وسلم جن کي رسالت جي تبليغ ۽ اسلام جي دعوت جي اظهار جو حڪم ڏنو ويو. عبدالله بن عبيد جو قول آهي ته هن آيت جي نزول جي وقت تائين اسلام جي دعوت اعلان سان نه ڪئي ويندي هئي. ف١٠٣ يعني پنهنجي دين ظاهر ڪرڻ تي مُشرڪن جي ملامت ڪرڻ جي پرواهه نه ڪريو ۽ انهن جي طرف نه واجهايو ۽ انهن جي مسخري ۽ ٺٺولي جو غم نه ڪريو. ف١٠٤ قريش ڪافرن جا پنج سردار عاص بن وائل سهمي، اسود بن مطلب، اسود بن عبد يغوث، حارث بن قيس ۽ انهن سڀني جو وڏو وليد بن مغيره مخزومي حضور پُرنور محبوب اقدس صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن کي گهڻو ايذائيندا هئا ۽ سائڻ مسخري ۽ ٺٺولي ڪندا هئا. اسود بن مطلب جي لاءِ محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن دعا گهري هئي ته يا رب ان کي انڌو ڪري ڇڏ. هڪ ڏينهن محبوب پاڪ صاحب لولاڪ صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن مسجد حرام ۾ تشريف فرما هئا ته اهي پنج ئي آيا ۽ دستور مطابق طعني ۽ مسخري ڪرڻ بعد طواف ۾ مشغول ٿي ويا. انهيءَ حال ۾ حضرت جبرئيل امين حضور محبوب جن جي خدمت اقدس ۾ پهتو ۽ ان وليد بن مغيره جي پِنيءَ جي طرف ۽ عاص جي پير جي ترِيءَ ۽ اسود بن مطلب جي اکين ۽ اسود بن عبد يغوث جي پيٽ ۽ حارث بن قيس جي مٿي جي طرف اشارو ڪيو ۽ چيو ته مان انهن جو شر دفع ڪندس. اهڙي طرح ٿوري عرصي ۾ اهي هلاڪ ٿي ويا. وليد بن مغيره تير وڪڻندڙ جي دوڪان وٽان لنگهيو ته ان جي گوڏ ۾ هڪ تير جو پالو چُڀيو مگر ان تڪبر کان ان کي ڪڍڻ لاءِ ڪنڌ هيٺ نه ڪيو، ان سان ان جي پِنيءَ ۾ زخم آيو ۽ انهيءَ سان بڇڙو ٿي مري ويو. عاص بن وائل جي پيرن ۾ ڪنڊو لڳو ۽ نظر نه آيو، جنهن سان پير سُڄي ويس ۽ آخر اهو به ڪِنو ٿي مري ويو. اسود بن مطلب جي اکين ۾ اهڙو درد ٿيو جو پٽ ۾ مٿو هڻندو هو ۽ آخر انڌو ٿي مُئو ۽ مرڻ وقت هي چيائين ته مون کي محمد (صلى الله عليه وسلم) قتل ڪيو. اسود بن عبد يغوث کي استسقا (جلندر) ٿي ۽ ڪلبي جي روايت ۾ آهي ته ان کي لُڪ لڳي ۽ ان جو منهن ايترو ڪارو ٿي ويو جو گهر وارن نه سڃاتس ۽ ڪڍي ڇڏيائونس. انهيءَ حال ۾ هي چوندي ڪِنو ٿي مُئو ته مون کي محمد (صلى الله عليه وسلم جن) جي رب قتل ڪيو. حارث بن قيس جي نڪ مان رت ۽ پون ۽ جاري ٿي، جنهن سبب ڏاڍو خوار ٿي مُئو. انهن جي حق ۾ هي آيت نازل ٿي (خازن). ف١٠٥ پنهنجو انجام ڪار. ف١٠٦ ۽ انهن جي طعني ۽ ٺٺولي، شرڪ ۽ ڪفر جي ڳالهين کان توهان کي ملال ٿئي ٿو. ف١٠٧ جو خدا پرستن جي لاءِ تسبيح ۽ عبادت ۾ مشغول ٿيڻ غم جو بهترين علاج آهي، حديث شريف ۾ آهي ته جڏهن سيد عالم محبوب اڪرم صلى الله عليه وسلم جن کي ڪو اهم واقعو پيش ايندو هو ته پاڻ نماز ۾ مشغول ٿي ويندا هئا. ف١ سُوْرَةُ نحل مڪي آهي مگر فَعَاقِبُوْا بِمِثْلِ مَا عُوْقِبْتُمْ بِهٖ آيت کان آخر سورة تائين جيڪي آيتون آهن سي مديني طيبه ۾ نازل ٿيون. هن ۾ ٻيا قول به آهن هن سورة ۾ سورهن رڪوع هڪ سؤ اٺاويهه آيتون، ٻه هزار اٺ سؤ چاليهه ڪلما ۽ ست هزار ست سؤ ست حرف آهن. ف٢ شان نزول:- جڏهن ڪافرن وعدي ٿيل عذاب جي نزول ۽ قيامت جي قائم ٿيڻ جي تڪذيب ۽ ٺٺولي جي طريقي سان تڪڙ ڪئي، ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ ٻڌايو ويو ته جنهن جي توهان تڪڙ ڪريو ٿا سو ڪجهه پري نه آهي، تمام ويجهو آهي ۽ پنهنجي وقت تي ضرور واقع ٿيندو ۽ جڏهن واقع ٿيندو ته تڏهن توهان کي ان کان ڇوٽڪاري جي ڪا واٽ نه ملندي ۽ اهي بُت، جن کي توهان پوڄيو ٿا، توهان جي ڪنهن ڪم نه ايندا. ف٣ اهو واحد لاشريڪ لهٗ آهي، ان جو ڪو شريڪ نه آهي. ف٤ ۽ انهن کي نبوت ۽ رسالت سان برگزيده ڪري ٿو. ف٥ ۽ منهنجي ئي عبادت ڪريو ۽ مون کان سواءِ ڪنهن کي نه پوڄيو، چوته مان اهو آهيان جو. ف٦ جن ۾ ان جي توحيد جا بي شمار دليل آهن. ف٧ يعني مَنِيءَ مان، جنهن ۾ چُرپُر آهي نه حرڪت. پوءِ ان کي ڪامل قدرت سان انسان بڻايائين، قوت ۽ طاقت عطا ڪيائين. شان نزول:- هيءَ آيت اُبي بن خلف جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪو مرڻ کان پوءِ جيئري ٿيڻ جو انڪار ڪندو هو. هڪ ڀيري ان ڪنهن مُئل جي هڏي آندي ۽ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن کي چوڻ لڳو ته توهان جو هي خيال آهي ته الله تعالىٰ هن هڏي کي جياري ڇڏيندو. ان تي هي آيت ڪريمه نازل ٿي ۽ نهايت نفيس جواب ڏنو ويو ته هڏي ته ڪجهه نه ڪجهه عضوي جي شڪل رکي ٿي، الله تعالىٰ ته مَنِيءَ جي هڪ ننڍڙي بي حس و حرڪت قطري مان تو جهڙو جهڳڙالو انسان پيدا ڪري ڇڏي ٿو. اهو ڏسي ڪري به تون ان جي قدرت تي ايمان نه ٿو آڻين!!. ف٨ جو انهن جي نسل مان دولت وڌايو ٿا، انهن جو کير پيو ٿا ۽ انهن تي سواري ڪريو ٿا

تُرِيحُونَ وَحِينَ تَسْرَحُونَ ﴿٦﴾ وَتَحْمِلُ أَثْقَالَكُمْ إِلَىٰ بَلَدٍ لَّمْ

جو انهن کي واپس آڻيو ٿا ۽ جڏهن چرڻ واسطي ڇڏيو ٿا. ۽ اهي توهان جو بار کڻي وڃن ٿا اهڙي شهر جي طرف جنهن

تَكُونُوا بَالِغِيهِ إِلَّا بِشِقِّ الْأَنفُسِ ۚ إِنَّ رَبَّكُمْ لَرَءُوفٌ رَّحِيمٌ ﴿٧﴾

تائين توهان پهچي نه سگهو مگر سخت تڪليف سان بيشڪ توهان جو رب نهايت مهربان رحم وارو آهي ف٩.

وَالْخَيْلَ وَالْبِغَالَ وَالْحَمِيرَ لِتَرْكَبُوهَا وَزِينَةً ۚ وَيَخْلُقُ مَا لَا

۽ گهوڙا ۽ خچر ۽ گڏه توهان جي سواري ۽ زينت جي واسطي ۽ اهو پيدا فرمائيندو ف١٠ جنهن جي توهان

تَعْلَمُونَ ﴿٨﴾ وَعَلَى اللَّهِ قَصْدُ السَّبِيلِ وَمِنْهَا جَائِرٌ ۚ وَلَوْ شَاءَ

کي خبر نه آهي ف١١. ۽ درمياني وات ف١٢ ٺيڪ الله ڏي پهچي ٿي ۽ ڪا وات ڏنگي آهي ف١٣ ۽ جي الله چاهي ها

لَهَدَاكُمْ أَجْمَعِينَ ﴿٩﴾ هُوَ الَّذِي أَنزَلَ مِنَ السَّمَاءِ مَاءً ۖ لَّكُم مِّنْهُ

ته توهان سڀني کي سڌي وات لڳائي ها. ف١٤ اهوئي آهي جنهن آسمان مان پاڻي لاٿو ان مان توهان جو

شَرَابٌ وَمِنْهُ شَجَرٌ فِيهِ تُسِيمُونَ ﴿١٠﴾ يُنبِتُ لَكُم بِهِ الزَّرْعَ

پيئڻ آهي ۽ ان سان وڻ ڄمن ٿا جن مان توهان چاريو ٿا ف١٥. انهيءَ پاڻي سان توهان جي واسطي ڄمائي ٿو

وَالزَّيْتُونَ وَالنَّخِيلَ وَالْأَعْنَابَ وَمِن كُلِّ الثَّمَرَاتِ ۗ إِنَّ

پوک ۽ زيتون ۽ کجور ۽ انگور ۽ هر قسم جا ميوا ف١٦ بيشڪ ان ۾

فِي ذَٰلِكَ لَآيَةً لِّقَوْمٍ يَتَفَكَّرُونَ ﴿١١﴾ وَسَخَّرَ لَكُمُ اللَّيْلَ وَالنَّهَارَ

نشاني آهي ف١٧ ڌيان ڪندڙن جي واسطي. ۽ ان توهان جي واسطي مسخر (تابع) ڪيو رات ۽ ڏينهن کي

وَالشَّمْسَ وَالْقَمَرَ ۖ وَالنُّجُومُ مُسَخَّرَاتٌ بِأَمْرِهِ ۗ إِنَّ فِي ذَٰلِكَ

۽ سج ۽ چنڊ ۽ تارا سندس حڪم سان ٻڌل آهن. بيشڪ ان ۾ نشانيون

لَآيَاتٍ لِّقَوْمٍ يَعْقِلُونَ ﴿١٢﴾ وَمَا ذَرَأَ لَكُمْ فِي الْأَرْضِ مُخْتَلِفًا

آهن عقلمندن جي واسطي ف١٨ ۽ جيڪي توهان جي واسطي پيدا ڪيائين زمين ۾ رنگ برنگ

أَلْوَانُهُ ۗ إِنَّ فِي ذَٰلِكَ لَآيَةً لِّقَوْمٍ يَذَّكَّرُونَ ﴿١٣﴾ وَهُوَ الَّذِي

ف١٩ ان ۾ نشاني آهي ياد ڪندڙن جي واسطي. ۽ اهوئي آهي جنهن

سَخَّرَ الْبَحْرَ لِتَأْكُلُوا مِنْهُ لَحْمًا طَرِيًّا وَتَسْتَخْرِجُوا مِنْهُ حِلْيَةً

توهان جي واسطي درياءَ کي مسخر ڪيو ف٢٠ جو توهان ان مان تازو گوشت کائو ٿا ف٢١ ۽ ان مان زيور ڪڍي

ع ٩ / ٧

ف٩ جو اُن توهان جي نفعي ۽ آرام جي لاءِ اهي شيون پيدا ڪيون. ف١٠ اهڙيون عجيب ۽ غريب شيون. ف١١ هن ۾ اهي سڀوريون شيون اچي ويون جيڪي ماڻهوءَ جي نفعي، راحت، آرام ۽ چين جي ڪم اچن ٿيون ۽ ان وقت تائين موجود نه ٿيون هيون. الله تعاليٰ کي انهن جو ايندڙ وقت ۾ پيدا ڪرڻ منظور هو. جيئن دونهين وارو جهاز، ريل گاڏيون موٽرون. هوائي جهاز، برقي قوتن سان ڪم ڪرڻ وارا اوزار، دونهين واريون ۽ برقي مشينون، خبر پهچائڻ ۽ آواز نشر ڪرڻ جو سامان ۽ خدا ڄاڻي ان کان سواءِ ان کي ڇا ڇا پيدا ڪرڻ منظور آهي. ف١٢ يعني سڌو رستو ۽ دينِ اسلام، ڇوته ٻن ڄاڻن جي وچ ۾ جيترا رستا هيا وڃن، انهن مان جيڪو وچ وارو رستو هوندو وڃ اهوئي سڌو هوندو. ف١٣ جنهن تي هلڻ وارو منزلِ مقصود تي پهچي نه ٿو سگهي، ڪفر جا سمورا رستا اهڙائي آهي. ف١٤ سڌي رستي تي. ف١٥ پنهنجن جانورن کي ۽ الله تعاليٰ ف١٦ مختلف صورت ۾ رنگ، مزي، بوءِ ۽ خاصيت وارا سڀ هڪ ئي پاڻي مان پيدا ٿين ٿا ۽ هر هڪ جا اوصاف ٻئي کان جدا آهن. اهي سڀ الله تعاليٰ جون نعمتون آهن. ف١٧ سندس قدرت حڪمت ۽ وحدانيت جي. ف١٨ جيڪي انهن شين ۾ غور ڪري سمجهن ته الله تعاليٰ فاعل مختار آهي ۽ آسماني ۽ زميني شيون سڀ سندس قدرت ۽ اختيار هيٺ آهن. ف١٩ توڙي جانورن جي قسم مان هجن يا وڻن يا ميون جي قسم مان. ف٢٠ ته ان ۾ ٻيڙين تي سواري سفر ڪريو يا ٽٻيون ڏيئي ان جي تري تائين پهچو يا ان مان شڪار ڪريو. ف٢١ يعني مڇي.

تَلْبَسُوْنَهَا ۚ وَتَرَى الْفُلْكَ مَوَاخِرَ فِيْهِ وَلِتَبْتَغُوْا مِنْ فَضْلِهٖ وَ

پا يو ٿا ف٢٢ ۽ تون ان ۾ ٻيڙين کي ڏسندين جو پاڻي چيري هلن ٿيون ۽ هن واسطي جو توهان ان جو فضل تلاش ڪريو ۽

لَعَلَّكُمْ تَشْكُرُوْنَ ﴿١٤﴾ وَاَلْقٰى فِى الْاَرْضِ رَوَاسِيَ اَنْ تَمِيْدَ بِكُمْ

من توهان شڪرگذار ٿيو. ۽ ان زمين ۾ لنگر ستيا ف٢٣ جو متان توهان کي ڪٽي لڏڻ نه لڳي

وَاَنْهٰرًا وَّسُبُلًا لَّعَلَّكُمْ تَهْتَدُوْنَ ﴿١٥﴾ وَعَلٰمٰتٍ ؕ وَبِالنَّجْمِ هُمْ

۽ نهرون ۽ رستا جو توهان کي واٽ جي خبر پوي ف٢٤. ۽ نشانيون ف٢٥ ۽ ستارن سان به اهي

يَهْتَدُوْنَ ﴿١٦﴾ اَفَمَنْ يَّخْلُقُ كَمَنْ لَّا يَخْلُقُ ؕ اَفَلَا تَذَكَّرُوْنَ ﴿١٧﴾

واٽ لهندا آهن ف٢٦. پوءِ ڇا جيڪو پيدا ڪري ف٢٧ اهو ان وانگر ٿيندو جيڪو پيدا نه ڪري ف٢٨ پوءِ ڇا توهان نصيحت نه ٿا

وَاِنْ تَعُدُّوْا نِعْمَةَ اللّٰهِ لَا تُحْصُوْهَا ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَغَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿١٨﴾

مڃو. ۽ جيڪڏهن الله جون نعمتون ڳڻيو ته انهن جو شمار ڪري نه سگهندؤ ف٢٩ بيشڪ الله بخشڻهار مهربان آهي ف٣٠.

وَاللّٰهُ يَعْلَمُ مَا تُسِرُّوْنَ وَمَا تُعْلِنُوْنَ ﴿١٩﴾ وَالَّذِيْنَ يَدْعُوْنَ

۽ الله ڄاڻي ٿو ف٣١ جيڪي توهان لڪايو ۽ ظاهر ڪريو ٿا. ۽ الله کان سواءِ جن جي پوڄا

مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ لَا يَخْلُقُوْنَ شَيْئًا وَّهُمْ يُخْلَقُوْنَ ﴿٢٠﴾ ؕ اَمْوَاتٌ

ڪن ٿا ف٣٢ اهي ڪا به شيءِ پيدا ڪري نه ٿا سگهن ۽ ف٣٣ اهي پاڻ خلقيل آهن ف٣٤. مُئل آهن ف٣٥ جيئرا

غَيْرُ اَحْيَآءٍ ۚ وَمَا يَشْعُرُوْنَ ۙ اَيَّانَ يُبْعَثُوْنَ ﴿٢١﴾ ۧ اِلٰهُكُمْ اِلٰهٌ

نه آهن ۽ ذرو به انهن کي خبر آهي ته ماڻهو ڪڏهن اٿاريا ويندا ف٣٦. توهان جو معبود هڪڙو ئي معبود آهي ف٣٧

وَّاحِدٌ ۚ فَالَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ بِالْاٰخِرَةِ قُلُوْبُهُمْ مُّنْكِرَةٌ وَّهُمْ

پوءِ جيڪي آخرت تي ايمان نه ٿا رکن انهن جون دليون انڪاري آهن ف٣٨ ۽ اهي

مُّسْتَكْبِرُوْنَ ﴿٢٢﴾ لَا جَرَمَ اَنَّ اللّٰهَ يَعْلَمُ مَا يُسِرُّوْنَ وَمَا يُعْلِنُوْنَ ؕ

مغرور آهن ف٣٩. درحقيقت الله سڀ ڪجهه ڄاڻي ٿو جيڪي لڪائن ٿا ۽ جيڪي ظاهر ڪن ٿا

اِنَّهٗ لَا يُحِبُّ الْمُسْتَكْبِرِيْنَ ﴿٢٣﴾ وَاِذَا قِيْلَ لَهُمْ مَّاذَآ اَنْزَلَ

بيشڪ اهو وڏائي ڪندڙن کي پسند نه ٿو ڪري. ۽ جڏهن انهن کي چيو وڃي ٿو ف٤٠ ته توهان جي رب ڇا نازل

رَبُّكُمْ ۙ قَالُوْٓا اَسَاطِيْرُ الْاَوَّلِيْنَ ﴿٢٤﴾ ۙ لِيَحْمِلُوْٓا اَوْزَارَهُمْ كَامِلَةً يَّوْمَ

ڪيو ف٤١ چوندا آهن اڳين جون آکاڻيون ف٤٢. جو قيامت جي ڏينهن پنهنجا ف٤٣ پورا بار

٢ ع ١٢ ٨

ف٢٢ يعني موتي ۽ مرجان. ف٢٣ وڏن پهاڙن جا. ف٢٤ پنهنجن مقصدن جي طرف. ف٢٥ ناهيائين جن سان توهان کي رستي جي خبر پئي. ف٢٦ ميدان ۽ درياءَ ۾ ان سان انهن کي رستي ۽ قبلي جي سڃاڻ ٿئي ٿي. ف٢٧ انهن سڀني شين کي پنهنجي قدرت ۽ حڪمت سان يعني الله تعاليٰ. ف٢٨ ڪنهن شيءِ کي ۽ عاجز ۽ بي طاقت هجي جيئن بت. پوءِ عقلمند کي ڪڏهن لائق آهي جو اهڙي خالق ۽ مالڪ جي عبادت ڇڏي عاجز ۽ بي اختيار بتن جي پوڄا ڪري يا انهن کي عبادت ۾ شريڪ بڻائي. ف٢٩ ڪهڙي جاءِ آهي جو انهن جي شڪر کان واعدي جو پورائو ڪندڙ ٿي سگهو. ف٣٠ جو توهان جي شڪر جي ادا کان قاصر هجڻ جي باوجود پنهنجن نعمتن کان توهان کي محروم نه ٿو فرمائي. ف٣١ توهان جا سمورا قول ۽ فعل. ف٣٢ يعني بتن کي. ف٣٣ ناهن ڇاڪاڻ جو. ف٣٤ ۽ پنهنجي وجود ۾ ٺاهڻ واري جا محتاج ۽ اهي. ف٣٥ بي جان. ف٣٦ پوءِ اهڙا مجبور بيجان ۽ بي علم معبود ڪيئن ٿي سگهن ٿا. انهن قطعي دليلن مان ثابت ٿي ويو ته. ف٣٧ الله عزوجل جيڪو پنهنجي ذات ۽ صفات ۾ مثال ۽ شريڪ کان پاڪ آهي. ف٣٨ وحدانيت جون. ف٣٩ جو حق ظاهر ٿي وڃڻ جي باوجود ان جي تابعداري نه ٿا ڪن. ف٤٠ اهي ماڻهو انهن کان معلوم ڪن ٿا. ف٤١ محبوب محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جن تي، تڏهن. ف٤٢ يعني ڪوڙا افسانا، ڪا مڃڻ جي ڳالهه نه آهي. شانِ نزول:- هيءُ آيت نضر بن حارث جي باري ۾ نازل ٿي. ان گهڻيون ئي ڪهاڻيون ياد ڪري ڇڏيون هيون. ان کان جڏهن ڪو قرآن پاڪ متعلق معلوم ڪندو هو، تڏهن اهو هن ڄاڻڻ جي باوجود ته قرآن شريف عاجز ڪندڙ ڪتاب ۽ حق ۽ هدايت سان ڀريل آهي، ماڻهن کي گمراهه ڪرڻ لاءِ هيءُ چوندو هو ته اهو اڳين ماڻهن جون ڪهاڻيون آهن. اهڙيون ڪهاڻيون مون کي به گهڻيون ياد آهن. الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته ماڻهن کي اهڙي طرح گمراهه ڪرڻ جو انجام هي آهي. ف٤٣ گناهن گمراهي ۽ گمراهه ڪرڻ جا.

الْقِيٰمَةِ ۙ وَمِنْ اَوْزَارِ الَّذِيْنَ يُضِلُّوْنَهُمْ بِغَيْرِ عِلْمٍ ؕ اَلَا سَآءَ مَا

ڪٽن ۽ ڪجھ بار انهن جا به جن کي پنهنجي جهالت سان گمراهه ڪندا آهن. ٻڌو ڪهڙو نه بُرو بار

يَزِرُوْنَ ﴿۲۵﴾ قَدْ مَكَرَ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ فَاَتَى اللّٰهُ بُنْيَانَهُمْ مِّنَ

کڻن ٿا. بيشڪ انهن کان اڳين ف۴۴ به فريب ڪيو هو پوءِ الله سندن اڏاوت کي بنياد کان ڪٽي

الْقَوَاعِدِ فَخَرَّ عَلَيْهِمُ السَّقْفُ مِنْ فَوْقِهِمْ وَاَتٰىهُمُ الْعَذَابُ مِنْ

ورتو پوءِ مٿان کان ڇت اچي انهن تي ڪري پيئي ۽ عذاب انهن تي اتان آيو جتان

حَيْثُ لَا يَشْعُرُوْنَ ﴿۲۶﴾ ثُمَّ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ يُخْزِيْهِمْ وَيَقُوْلُ اَيْنَ

جي انهن کي خبر ئي نه هئي ف۴۵. پوءِ قيامت جي ڏينهن انهن کي رسوا ڪندو ۽ فرمائيندو ڪٿي

شُرَكَآءِيَ الَّذِيْنَ كُنْتُمْ تُشَآقُّوْنَ فِيْهِمْ ؕ قَالَ الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْعِلْمَ

آهن منهنجا شريڪ ف۴۶ جن جي باري ۾ توهان جهيڙو ڪندا هيؤ ف۴۷ علم وارا ف۴۸ چوندا

اِنَّ الْخِزْيَ الْيَوْمَ وَالسُّوْٓءَ عَلَى الْكٰفِرِيْنَ ﴿۲۷﴾ الَّذِيْنَ تَتَوَفّٰىهُمُ

اڄ سموري خواري ۽ برائي ف۴۹ ڪافرن تي آهي. اهي جن جو ساهه ملائڪ ڪڍن

الْمَلٰٓئِكَةُ ظَالِمِيْٓ اَنْفُسِهِمْ ۪ فَاَلْقَوُا السَّلَمَ مَا كُنَّا نَعْمَلُ مِنْ سُوْٓءٍ ؕ

حال ۾ ڪيندا آهن جو اهي پنهنجو نقصان ڪري رهيا هئا ف۵۰ پوءِ اچھو صلح پيش ڪندا ف۵۱ ته اسان ڪا برائي نه ڪندا

بَلٰٓى اِنَّ اللّٰهَ عَلِيْمٌ بِمَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ﴿۲۸﴾ فَادْخُلُوْٓا اَبْوَابَ جَهَنَّمَ

هئاسين ف۵۲ ها ئو چون بيشڪ الله خوب ڄاڻي ٿو توهان جي ڪرتوتن کي ف۵۳. هاڻي جهنم جي دروازن مان

خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ؕ فَلَبِئْسَ مَثْوَى الْمُتَكَبِّرِيْنَ ﴿۲۹﴾ وَقِيْلَ لِلَّذِيْنَ

داخل ٿيو جو هميشه ان ۾ رهو پوءِ ڪهڙي نه بري جاءِ آهي تڪبر جي مغرورن جي واسطي. ۽ پرهيزگارن

اتَّقَوْا مَاذَآ اَنْزَلَ رَبُّكُمْ ؕ قَالُوْا خَيْرًا ؕ لِلَّذِيْنَ اَحْسَنُوْا

ف۵۴ کي چيو ويو ته توهان جي رب ڇا نازل ڪيو چون لڳا ڇڱائي ف۵۵ جن هن دنيا ۾ ڇڱائي ڪئي ف۵۶

فِيْ هٰذِهِ الدُّنْيَا حَسَنَةٌ ؕ وَلَدَارُ الْاٰخِرَةِ خَيْرٌ ؕ وَلَنِعْمَ دَارُ

انهن جي لاءِ ڀلائي آهي ف۵۷ ۽ بيشڪ آخرت جو گهر سڀ کان بهتر آهي ۽ ضرور ف۵۸ ڪهڙو نه

الْمُتَّقِيْنَ ﴿۳۰﴾ جَنّٰتُ عَدْنٍ يَّدْخُلُوْنَهَا تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ

سٺو گهر آهي پرهيزگارن جو. ٽڪڻ جا باغ آهن جن ۾ داخل ٿيندا انهن جي هيٺان نهرون جاري آهن

ع ۹



ف۴۴ يعني اڳين امتن پنهنجن نبين سڳورن سان. ف۴۵ هي هڪ تمثيل آهي ته اڳين اُمتن پنهنجن رسولن سان مڪر ڪرڻ لاءِ ڪجھ منصوبا ٺاهيا هئا. الله تعاليٰ انهن کي پنهنجن انهن منصوبن ۾ هلاڪ ڪيو ۽ انهن جو حال ائين ٿيو جيئن ڪنهن قوم ڪا بلند عمارت ٺاهي، پوءِ اها عمارت انهن تي ڪري پئي ۽ اهي هلاڪ ٿي ويا. اهڙي طرح ڪافر پنهنجن مڪرن سان پاڻ برباد ٿيا. مفسرن هي به ذڪر ڪيو آهي ته هن آيت ۾ اڳين مڪر ڪرڻ وارن مان نمرود بن ڪنعان مُراد آهي، جيڪو حضرت ابراهيم عليه السلام جي زماني ۾ ساري زمين جو سڀ کان وڏو بادشاهه هو. تنهن بابل ۾ هڪ تمام بلند عمارت ٺهرائي هئي. جنهن جي بلندي پنج هزار گز هئي ۽ ان جو مڪر هي هو ته انهي اها بلند عمارت پنهنجي خيال ۾ آسمان تي پهچڻ ۽ آسمان وارن سان وڙهڻ لاءِ ٺهرائي هئي. الله تعاليٰ تيز هوا گهلائي ۽ عمارت انهن تي ڪري پئي ۽ اهي ماڻهو هلاڪ ٿي ويا. ف۴۶ جيڪي توهان گهڙي ورتا هئا. ف۴۷ مسلمانن سان. ف۴۸ يعني انهن امتن جا نبي ۽ عالم سڳورا جيڪي انهن کي دنيا ۾ ايمان جي دعوت ڏيندا ۽ نصيحت ڪندا هئا ۽ اهي ماڻهو انهن جي ڳالهه نه مڃيندا هئا. ف۴۹ يعني عذاب. ف۵۰ يعني ڪفر ۾ مبتلا هئا. ف۵۱ ۽ مرڻ جي وقت پنهنجي ڪفر کان ڦري ويندا ۽ چوندا. ف۵۲ اُن تي ملائڪ چوندا. ف۵۳ انهي ڪري اهو انڪار توهان کي فائدو ڏيندڙ نه آهي. ف۵۴ يعني ايمان وارن. ف۵۵ يعني قرآن شريف، جيڪو سمورين خوبين جو جامع ۽ نيڪين ۽ برڪتن جو چشمو ۽ ديني ۽ دنيوي ۽ ظاهري ۽ باطني ڪمالات جو سرچشمو آهي. شانِ نزول:- عرب جا قبيلا حج جي ڏينهن حضور محبوب نبي ڪريم صلی اللہ علیہ وسلم جن جي حال جي تحقيق جي لاءِ مڪي مڪرم ۾ ڏانهن قاصد موڪليندا هئا. جڏهن اهي قاصد مڪي شريف پهچندا ۽ شهر جي ٻاهران رستن تي انهن کي ڪافرن جا ڪرڪ ڪرڻ وارا ملندا هئا. (جيئن اڳيئي ذڪر ٿي چڪو آهي). انهن کان اُهي قاصد محبوب نبي ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیہ وسلم جن جو حال معلوم ڪندا هئا، ته ڏهن اهي پڙڪائڻ تي هوندا هئا، انهن مان ڪو محبوب سائين کي جادوگر، ڪو ڪاهن، ڪو شاعر، ڪو ڪوڙو ۽ ڪو چريو چوندو هو ۽ ڪي چوندا هئا ته ان سان نه ملجو، اهو توهان جي لاءِ ڀلو آهي. ان تي قاصد چوندا هئا ته جيڪڏهن اسان مڪي شريف پهچي به محبوب پاڪ جي ملڻ کان سواءِ پنهنجي قوم ڏانهن واپس ٿيندا سين ته اسان بُرا قاصد هونداسين ۽ ائين ڪرڻ قاصد جي منصبي فرض جو ڇڏڻ ۽ قوم جي خيانت ٿيندي، اسان کي تحقيق جي لاءِ موڪليو ويو آهي، اسان جو فرض آهي ته اسان محبوب سائين جي پنهنجن ۽ ڌارين سڀني کان سندس حال جي تحقيق ڪريون ۽ جو ڪجھ معلوم ٿئي، تنهن کان قوم کي آگاهه ڪريون. ان خيال سان اهي ماڻهو مڪي شريف ۾ داخل ٿي محبوب نبي ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیہ وسلم جن جي صحابه ڪرام سان به ملندا هئا ۽ انهن کان سندن حال جي حقيقت معلوم ڪندا هئا. صحابه ڪرام انهن کي سمورو حال ٻڌائيندا هئا ۽ محبوب نبي ڪريم صلی اللہ علیہ وسلم جن جي حالات وڪمالات ۽ قرآن ڪريم جي مضمونن کان آگاهه ڪندا هئا. تن جو ذڪر هن آيت ۾ فرمايو ويو. ف۵۶ يعني ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا. ف۵۷ يعني پاڪ زندگي آهي ۽ فتح، ڪاميابي ۽ ڪشادو رزق وغيره نعمتون. ف۵۸ آخرت جو گهر.

لَهُمْ فِيهَا مَا يَشَاءُونَ ۚ كَذَٰلِكَ يَجْزِي اللَّهُ الْمُتَّقِينَ ﴿٣١﴾ الَّذِينَ

اُتي کين اهو سڀ ملندو جيڪي گهرندا وڻ الله پرهيزگارن کي انعام ڏيندو آهي . اهي جن جو

تَتَوَفَّاهُمُ الْمَلَائِكَةُ طَيِّبِينَ ۙ يَقُولُونَ سَلَامٌ عَلَيْكُمُ ادْخُلُوا الْجَنَّةَ

ملائڪ ساهه ڪڍندا آهن سٺائي ۾ صفائي ۾ وڻ هن طرح چوندي تہ توهان تي سلامتي هجي وڻ جنت ۾ وڃو

بِمَا كُنتُمْ تَعْمَلُونَ ﴿٣٢﴾ هَلْ يَنظُرُونَ إِلَّا أَن تَأْتِيَهُمُ الْمَلَائِكَةُ أَوْ

پنهنجي عملن جي عيوض . ڪهڙي انتظار ۾ آهن وڻ مگر هن جي تہ انهن تي ملائڪ

يَأْتِيَ أَمْرُ رَبِّكَ ۚ كَذَٰلِكَ فَعَلَ الَّذِينَ مِن قَبْلِهِمْ ۚ وَمَا

اچن وڻ يا تنهنجي رب جو عذاب اچي وڻ ، انهن کان اڳين بہ ايئن ئي ڪيو هو وڻ

ظَلَمَهُمُ اللَّهُ وَلَٰكِن كَانُوا أَنفُسَهُمْ يَظْلِمُونَ ﴿٣٣﴾ فَأَصَابَهُمْ

۽ الله انهن سان ڪو بہ ظلم نہ ڪيو هو اهي پاڻ سان وڻ پاڻ تي ظلم ڪري رهيا هئا

سَيِّئَاتُ مَا عَمِلُوا وَحَاقَ بِهِم مَّا كَانُوا بِهِ يَسْتَهْزِئُونَ ﴿٣٤﴾ وَ

پوءِ انهن جا بُرا عمل انهن کي پهتا وڻ ۽ انهن کي گهيري ۾ ورتو ان وڻ جنهن تي هو ٺٺول

قَالَ الَّذِينَ أَشْرَكُوا لَوْ شَاءَ اللَّهُ مَا عَبَدْنَا مِن دُونِهِ مِن

بازي ڪندا هئا . ۽ مشرڪ چوڻ لڳا الله چاهي ها تہ ان کان سواءِ ڪنهن جي بہ پوڄا

شَيْءٍ نَّحْنُ وَلَا آبَاؤُنَا وَلَا حَرَّمْنَا مِن دُونِهِ مِن شَيْءٍ ۚ

نہ ڪريون ها نہ اسان ۽ نہ اسان جا ابا ڏاڏا ۽ نہ ان کي ڇڏي ڪري اسان ڪا شي حرام

كَذَٰلِكَ فَعَلَ الَّذِينَ مِن قَبْلِهِمْ ۚ فَهَلْ عَلَى الرُّسُلِ إِلَّا

ڪريون ها وڻ انهن کان اڳين بہ اهڙي طرح ڪيو وڻ پوءِ رسولن جي

الْبَلَاغُ الْمُبِينُ ﴿٣٥﴾ وَلَقَدْ بَعَثْنَا فِي كُلِّ أُمَّةٍ رَّسُولًا أَنِ

ذمي تہ فقط صاف پهچائي ڇڏڻ آهي وڻ ۽ بيشڪ هر امت ۾ اسان هڪ رسول موڪليو وڻ

اعْبُدُوا اللَّهَ وَاجْتَنِبُوا الطَّاغُوتَ ۖ فَمِنْهُم مَّنْ هَدَى اللَّهُ

هي تہ الله جي پوڄا ڪريو ۽ شيطان کان بچو ، پوءِ انهن مان ڪنهن کي الله واٽ

وَمِنْهُم مَّنْ حَقَّتْ عَلَيْهِ الضَّلَالَةُ ۚ فَسِيرُوا فِي الْأَرْضِ

ڏيکاري وڻ ڪنهن تي گمراهي ثابت ٿي وڻ پوءِ زمين ۾ گهمي ڦري ڏسو تہ

ع ٩ ١٠



وڻ ۾ اها ڳالهہ جنت کان سواءِ ڪنهن کي ڪٿي بہ حاصل ناهي. وڻ جو اهي شرڪ ڪفر کان پاڪ ٿيڻ تہ ۽ انهن جا قول، فعل، اخلاق ۽ خصلتون پاڪ ٿين ٿيون. عبادتون گندگين ٿيون، محرمات ۽ ممنوعات جي داغن کان انهن جي عمل جي دامن ميري ناهي ٿي. روح جي قبض ٿيڻ جي وقت انهن کي جنت، رضوان، رحمت ۽ ڪرامت جون خوشخبريون ڏنيون وڃن ٿيون. ان وقت انهن کي موت خوشگوار معلوم ٿئي ٿو ۽ ساهہ فرحت ۽ سرور سان جسم مان نڪري ٿو ۽ ملائڪ عزت سان ان کي قبض ڪن ٿا (خازن). وڻ روايت ٿيل آهي تہ موت جي وقت مومن بانهي وٽ ملائڪ اچي چوي ٿو اي الله جا دوست! توتي سلام ۽ الله تعاليٰ توتي سلام فرمائي ٿو ۽ آخرت ۾ انهن کي جيءُ ويندو. وڻ ڪافر جو ڇو نٿا ايمان آڻين ڪهڙي شي جي انتظار ۾ آهن وڻ انهن جا روح قبض ڪرڻ. وڻ دنيا ۾ يا قيامت جي ڏينهن. وڻ يعني اڳين امتن جي ڪافرن بہ جو ڪفر ۽ تڪذيب تي قائم رهيا. وڻ ڪفر اختيار ڪري. وڻ ۽ انهن پنهنجن برن عملن جي سزا لڌي. وڻ عذاب. وڻ مثل بحيره ۽ سائبہ وغيره جي. هن مان انهن جي مراد هئي تہ انهن جو شرڪ ڪرڻ ۽ انهن شين کي حرام قرار ڏيڻ الله تعاليٰ جي مشيت ۽ مرضي سان آهي. ان تي الله تعاليٰ فرمايو. وڻ تہ رسولن جي تڪذيب ڪيائون ۽ حلال کي حرام ڪيائون ۽ اهڙيون ئي مسخري جون ڳالهيون ڪيائون. وڻ حق جو ظاهر ڪرڻ ۽ شرڪ جي باطل ۽ قبيح هجڻ تي آگاهہ ڪرڻ.

وڻ ۽ هر رسول کي حڪم ڏنو تہ اهو پنهنجي قوم کي فرمائي. وڻ امتن. وڻ اهي ايمان سان مشرف ٿيا.

وڻ اهي پنهنجي ازلي بدبختي کان ڪفر تي مُئا ۽ ايمان کان محروم رهيا.

فَانْظُرُوْا كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الْمُكَذِّبِيْنَ ﴿٣٦﴾ اِنْ تَحْرِصْ عَلٰى

ڪوڙو سمجهندڙن جو ڪهڙو حشر ٿيو. ف٧٦ جيڪڏهن تون انهن جي

هُدٰىهُمْ فَاِنَّ اللّٰهَ لَا يَهْدِيْ مَنْ يُّضِلُّ وَمَا لَهُمْ مِّنْ

هدايت جو حرص رکندو هجين ف٧٧ ته به الله هدايت نه ڪندو آهي جنهن کي گمراهه ڪري ۽ انهن جو ڪو به

نّٰصِرِيْنَ ﴿٣٧﴾ وَاَقْسَمُوْا بِاللّٰهِ جَهْدَ اَيْمَانِهِمْ لَا يَبْعَثُ اللّٰهُ

مددگار نه آهي. ۽ انهن الله جا قسم کنيا پوري تاڪيد سان ته الله مُئل نه اٿاريندو

مَنْ يَّمُوْتُ بَلٰى وَعْدًا عَلَيْهِ حَقًّا وَّلٰكِنَّ اَكْثَرَ النَّاسِ لَا

ف٧٨ ، هائو ڇونه ف٧٩ سچو واعدو ان جي ذمي تي آهي پر گهڻا ماڻهو ف٨٠ نٿا ڄاڻن

يَعْلَمُوْنَ ﴿٣٨﴾ لِيُبَيِّنَ لَهُمُ الَّذِيْ يَخْتَلِفُوْنَ فِيْهِ وَلِيَعْلَمَ

هن لاءِ ته انهن کي کولي ٻڌائي جن ڳالهين ۾ اهي جهيڙو ڪندا هئا ف٨١ ۽ هن جي واسطي ته ڪافر پڪ

الَّذِيْنَ كَفَرُوْا اَنَّهُمْ كَانُوْا كٰذِبِيْنَ ﴿٣٩﴾ اِنَّمَا قَوْلُنَا لِشَيْءٍ اِذَا اَرَدْنٰهُ

ڪن ته اهي ڪوڙا هئا ف٨٢ . جيڪا شيءِ اسان چاهيون ان کي اسان جو فرمائڻ اهو ئي هوندو آهي جو اسان

اَنْ نَّقُوْلَ لَهٗ كُنْ فَيَكُوْنُ ﴿٤٠﴾ وَالَّذِيْنَ هَاجَرُوْا فِي اللّٰهِ مِنْ

چئون ٿي وڃ ته اها فورًا ٿي پوندي آهي ف٨٣ . ۽ جن الله جي واٽ ۾ ف٨٤ پنهنجو گهر ٻار ڇڏيو مظلوم ٿي ڪري

بَعْدِ مَا ظُلِمُوْا لَنُبَوِّئَنَّهُمْ فِي الدُّنْيَا حَسَنَةً وَلَاَجْرُ الْاٰخِرَةِ اَكْبَرُ

ضرور اسان انهن کي دنيا ۾ چڱي جاءِ ڏينداسين ف٨٥ ۽ بيشڪ آخرت جو ثواب گهڻو وڏو آهي

لَوْ كَانُوْا يَعْلَمُوْنَ ﴿٤١﴾ الَّذِيْنَ صَبَرُوْا وَعَلٰى رَبِّهِمْ يَتَوَكَّلُوْنَ ﴿٤٢﴾

جيڪر ماڻهن کي ڄاڻ ٿئي ها ف٨٦ . اهي جن صبر ڪيو ف٨٧ ۽ پنهنجي رب تي ئي ڀروسو ڪندا آهن. ف٨٨

وَمَا اَرْسَلْنَا مِنْ قَبْلِكَ اِلَّا رِجَالًا نُّوْحِيْ اِلَيْهِمْ فَسْـَٔلُوْا اَهْلَ

۽ اسان توهان کان اڳي نه موڪليا مگر مرد ف٨٩ جن جي طرف اسان وحي ٿي موڪليو پوءِ علم وارن کان

الذِّكْرِ اِنْ كُنْتُمْ لَا تَعْلَمُوْنَ ﴿٤٣﴾ بِالْبَيِّنٰتِ وَالزُّبُرِ وَاَنْزَلْنَا اِلَيْكَ

پڇي ڏسو جيڪڏهن توهان کي علم نه آهي ف٩٠ . روشن دليل ۽ ڪتابن سان ف٩١ ۽ اي محبوب اسان توهان جي طرف

الذِّكْرَ لِتُبَيِّنَ لِلنَّاسِ مَا نُزِّلَ اِلَيْهِمْ وَلَعَلَّهُمْ يَتَفَكَّرُوْنَ ﴿٤٤﴾

هيءُ يادگار نازل ڪيو ف٩٢ جيئن توهان ماڻهن سان بيان ڪريو جيڪي ف٩٣ انهن جي طرف نازل ٿيو ۽ من اهي ڌيان ڪن

ع ٥ / ٦ / ١١ — وقف لازم — النصف

ف٧٦ جن کي الله تعالیٰ هلاڪ ڪيو ۽ انهن جا شهر ويران ڪيا ۽ هن اجڙيل ڳوٺ انهن جي هلاڪت جي خبر ڏين ٿا. ان کي ڏسي سمجهيو ته جيڪڏهن توهان به انهن وانگر ڪفر ۽ تڪذيب تي ڄميا رهيو ته پوءِ توهان به اهڙو ئي انجام ڏسڻو آهي. ف٧٧ اي محبوب محمد مصطفیٰ صلی الله تعالیٰ عليه وسلم! هن حال سان. جو اهي ماڻهو انهن مان آهن جن جي گمراهي ثابت ٿي چڪي ۽ انهن جي بدبختي ازلي آهي. ف٧٨ شان نزول:- هڪ مشرڪ هڪ مسلمان جو قرضي هو. مسلمان مشرڪ کان گهُرڪيو. گفتگو جي دوران ان هن طرح الله تعالیٰ جو قسم کنيو ته ان جو قسم جنهن سان مان مرڻ کان پوءِ ملڻ جي اميد رکان ٿو. ان تي مشرڪ چيو ته ڇا تنهنجو هي خيال آهي ته تون مرڻ کان پوءِ اٿندين؟ ۽ مشرڪ قسم کڻي چيو ته الله تعالیٰ مئل نه اٿاريندو. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ فرمايو ويو. ف٧٩ يعني ضرور اٿاريندو. ف٨٠ ان اٿارڻ جي حڪمت ۽ ان جي قدرت، بيشڪ اهو مئلن کي اٿاريندو. ف٨١ مئلن جي اٿارڻ ۾ جو اهو حق آهي. ف٨٢ ۽ مئلن جي زنده ڪرڻ جو انڪار غلط. ف٨٣ پوءِ اسان کي مئلن جو زنده ڪرڻ ڪٿي ڏکيو. ف٨٤ ان جي دين جي خاطر هجرت ڪئي. شان نزول:- قتاده چيو ته هي آيت محبوب رسول ڪريم صلی الله عليه وسلم جن جي صحابه ڪرام جن جي حق ۾ نازل ٿي جن تي مڪي وارن گهڻا ظلم ڪيا هئا ۽ انهن کي دين خاطر وطن ڇڏڻو ئي پيو. انهن مان ڪي حبشه هليا ويا پوءِ اتان مديني آيا ۽ ڪي مديني شريف ڏانهن ئي هجرت ڪري ويا انهن. ف٨٥ اهو مدينو شريف آهي، جنهن کي الله تعالیٰ انهن لاءِ هجرت جو گهر بڻايو. ف٨٦ يعني ڪافر يا اهي ماڻهو جيڪي هجرت ڪرڻ کان رهجي ويا ته ان جو اجر ڪيترو وڏو آهي. ف٨٧ وطن جي جدائي ۽ ڪافرن جي ايذاءَ ۽ جان ۽ مال جي خرچ ڪرڻ تي. ف٨٨ ان جي دين جي سبب کان جيڪو پيش آيو ان تي راضي آهن ۽ خلق کان منقطع ٿي ڪري بلڪل حق جي طرف متوجه آهن ۽ سالڪ جي لاءِ هي سلوڪ جي انتها جو مقام آهي. ف٨٩ شان نزول:- هيءَ آيت مڪي جي مشرڪن جي جواب ۾ نازل ٿي، جن محبوب سيد الڪونين صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي نبوت جو هن طرح انڪار ڪيو هو ته الله تعالیٰ جو شان هن کان بلند آهي جو اهو ڪنهن بشر کي رسول بڻائي. انهن کي ٻڌايو ويو ته سنتِ الاهي اهڙي طرح جاري آهي، سدائين ان انسانن مان مَردن کي ئي رسول بڻائي موڪليو. ف٩٠ حديث شريف ۾ آهي ته جهالت جي بيماري جي شفا عالمن کان معلوم ڪرڻ آهي تنهن ڪري عالمن کان معلوم ڪريو اهي توهان کي ٻڌائيندا ته سنتِ الاهي ائين ئي جاري رهي ته ان مَردن کي رسول بڻائي موڪليو. ف٩١ مفسرن جو هڪ قول هي آهي ته معنيٰ آهي ته روشن دليلن ۽ ڪتابن جي ڄاڻڻ وارن کان پڇو، جيڪڏهن توهان کي دليل ۽ ڪتاب جو علم نه هجي. مسئلو:- هن آيت مان امامن جي تقليد جو وجوب ثابت ٿئي ٿو. ف٩٢ يعني قرآن شريف. ف٩٣ حڪم.

أَفَأَمِنَ الَّذِينَ مَكَرُوا السَّيِّئَاتِ أَنْ يَخْسِفَ اللَّهُ بِهِمُ الْأَرْضَ

ڀوءِ ڇا جيڪي ماڻهو بُريون سازشون سٽن ٿا ف٩٤ هن کان نه ٿا ڊڄن ته الله انهن کي زمين ۾ دٻي ڇڏي

أَوْ يَأْتِيَهُمُ الْعَذَابُ مِنْ حَيْثُ لَا يَشْعُرُونَ ﴿٤٥﴾ أَوْ يَأْخُذَهُمْ

ف٩٥ يا انهن تي اتان عذاب اچي جتان انهن کي خبر نه هجي ف٩٦. يا انهن کي گهمندي

فِي تَقَلُّبِهِمْ فَمَا هُمْ بِمُعْجِزِينَ ﴿٤٦﴾ أَوْ يَأْخُذَهُمْ عَلَىٰ تَخَوُّفٍ ط

ڦرندي ف٩٧ پڪڙي وٺي جو اهي عاجز نه ٿا ڪري سگهن ف٩٨ يا انهن کي نقصان ڏيندي ڏيندي گرفتار ڪري وجهي،

فَإِنَّ رَبَّكُمْ لَرَءُوفٌ رَحِيمٌ ﴿٤٧﴾ أَوَلَمْ يَرَوْا إِلَىٰ مَا خَلَقَ اللَّهُ مِنْ

بيشڪ توهان جو رب نهايت مهربان رحم وارو آهي ف٩٩. ۽ ڇا انهن نه ڏٺو ته جيڪي ف١٠٠ شيون الله پيدا ڪيون آهن

شَيْءٍ يَتَفَيَّأُ ظِلَالُهُ عَنِ الْيَمِينِ وَالشَّمَائِلِ سُجَّدًا لِلَّهِ وَ

انهن جا پاڇا ساڄي کٻي جهڪندا آهن ف١٠١ الله کي سجدو ڪندي ۽ اهي ان جي

هُمْ دَاخِرُونَ ﴿٤٨﴾ وَلِلَّهِ يَسْجُدُ مَا فِي السَّمَاوَاتِ وَمَا فِي الْأَرْضِ

بارگاهه ۾ عاجز آهن ف١٠٢. ۽ الله کي ئي سجدو ڪندو آهي جو ڪجهه آسمانن ۾ آهي ۽ جو ڪجهه زمين ۾

مِنْ دَابَّةٍ وَالْمَلَائِكَةُ وَهُمْ لَا يَسْتَكْبِرُونَ ﴿٤٩﴾ يَخَافُونَ

چرندڙ آهي ف١٠٣ ۽ ملائڪ ۽ اهي وڏائي نه ڪندا آهن. پنهنجي مٿان

رَبَّهُمْ مِنْ فَوْقِهِمْ وَيَفْعَلُونَ مَا يُؤْمَرُونَ ﴿٥٠﴾ ۩ وَقَالَ

پنهنجي رب جو خوف ڪندا آهن ۽ اهو ئي ڪندا آهن جيڪي انهن کي حڪم هجي ف١٠٤. ۽ الله

اللَّهُ لَا تَتَّخِذُوا إِلَٰهَيْنِ اثْنَيْنِ ۖ إِنَّمَا هُوَ إِلَٰهٌ وَاحِدٌ ۖ فَإِيَّايَ

فرمائي ڇڏيو آهي ته ٻه خدا نه ٺاهيو ف١٠٥ اهو هڪ ئي معبود آهي، مون کان ئي

فَارْهَبُونِ ﴿٥١﴾ وَلَهُ مَا فِي السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ وَلَهُ الدِّينُ

ڊڄو ف١٠٦. ۽ انهيءَ جو آهي جو ڪجهه آسمانن ۽ زمين ۾ آهي ۽ سندس ئي فرمانبرداري

وَاصِبًا ط أَفَغَيْرَ اللَّهِ تَتَّقُونَ ﴿٥٢﴾ وَمَا بِكُمْ مِنْ نِعْمَةٍ فَمِنَ اللَّهِ

لازم آهي، ڇا پوءِ الله کان سواءِ ڪنهن ٻئي کان ڊڄندؤ ف١٠٧. ۽ توهان وٽ جيڪا به نعمت آهي سڀ الله جي طرفان آهي

ثُمَّ إِذَا مَسَّكُمُ الضُّرُّ فَإِلَيْهِ تَجْأَرُونَ ﴿٥٣﴾ ج ثُمَّ إِذَا كَشَفَ الضُّرَّ

پوءِ جڏهن توهان کي تڪليف پهچي ٿي ف١٠٨ ته پوءِ ان وٽ ئي پناهه وٺو ٿا ف١٠٩. پوءِ جڏهن اهو توهان کان تڪليف ٽاري ڇڏي

ع ٦ السجدة ١٠ ١٢

ف٩٤ حضور پُرنُور محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن ۽ صحابه ڪرام جي خلاف ۽ سندن ايذائن جي پٺيان رهن ٿا ۽ لڪي لڪي فساد اُڀارڻ جون تدبيرون ڪن ٿا. جيئن مڪي جا ڪافر. ف٩٥ جيئن قارون کي دٻائي ڇڏيو هئائين. ف٩٦ اهڙيءَ طرح اڳين تي تيو جو بدر ۾ هلاڪ ڪيا ويا هن جي باوجود جو اهي اِهو سمجهندا هئا. ف٩٧ سفر ۽ حضر ۾ هر هڪ حال ۾. ف٩٨ خدا پاڪ کي عذاب ڪرڻ کان. ف٩٩ جو بردباري ڪري ٿو ۽ عذاب ۾ جلدي ڏنو فرمائي. ف١٠٠ پاڇي واري. ف١٠١ صبح ۽ شام. ف١٠٢ خوار ۽ عاجز، مطيع ۽ مسخر. ف١٠٣ سجدو ٻن نمونن تي آهي. هڪ طاعت ۽ عبادت جو سجدو، جيئن مسلمانن جو سجدو الله تعالىٰ جي لاءِ ٻيو انقياد ۽ خضوع جو سجدو، جيئن پاڇي جو سجدو، هر شيءِ جو سجدو ان جي حيثيت مطابق آهي. مسلمانن ۽ ملائڪن جو سجدو، طاعت ۽ عبادت جو سجدو آهي ۽ انهن کان سواءِ ٻين جو سجدو انقياد ۽ خضوع جو سجدو. ف١٠٤ هن آيت مان ثابت ٿيو ته ملائڪ مڪلف آهن ۽ جڏهن ثابت ڪيو ويو ته آسمان ۽ زمين جي سموري ڪائنات الله تعالىٰ جي حضور عاجزي ۽ نوڙت ڪندڙ، عابد ۽ فرمانبردار آهي ۽ سڀ ان جي ملڪيت ۽ انهيءَ جي قدرت ۽ تصرف هيٺ آهن. تڏهن شرڪ کان منع فرمايائين. ف١٠٥ ڇو ته ٻه خدا ٿي ئي نه ٿا سگهن. ف١٠٦ مان ئي اهو معبود برحق آهيان، جنهن جو ڪو شريڪ نه آهي. ف١٠٧ هن جي باوجود، جو معبود برحق اهو ئي آهي. ف١٠٨ تو ڙي سڃائي جي يا بيماري جي يا ٻي ڪا. ف١٠٩ انهيءَ کان دعا گهرو ٿا ۽ انهيءَ کي فرياد ڪريو ٿا.

عَنْكُمْ اِذَا فَرِيْقٌ مِّنْكُمْ بِرَبِّهِمْ يُشْرِكُوْنَ ﴿٥٤﴾ لِيَكْفُرُوْا بِمَآ اٰتَيْنٰهُمْ

ته توهان مان هڪڙو ٽولو پنهنجي رب سان شريڪ ناهڻ لڳي ٿو ف۱۱۰ جو اسان جي ڏنل نعمتن

فَتَمَتَّعُوْا فَسَوْفَ تَعْلَمُوْنَ ﴿٥٥﴾ وَيَجْعَلُوْنَ لِمَا لَا يَعْلَمُوْنَ

جي ناشڪري ڪن، پوءِ توهان ٿورو نفعو وٺي ڏسو ف۱۱۱ پوءِ جلدي معلوم ٿيندو ف۱۱۲. ۽ انهن شين جي لاءِ جن جي هنن

نَصِيْبًا مِّمَّا رَزَقْنٰهُمْ ۗ تَاللّٰهِ لَتُسْـَٔلُنَّ عَمَّا كُنْتُمْ تَفْتَرُوْنَ ﴿٥٦﴾

کي ڄاڻ نه آهي ف۱۱۳ اسان جي ڏنل روزي مان ف۱۱۴ حصو مقرر ڪندا آهن خدا جو قسم توهان کان ضرور پڇا ٿيندي جيڪي توهان ڪوڙ گهڙيندا هيو ف۱۱۵

وَيَجْعَلُوْنَ لِلّٰهِ الْبَنٰتِ سُبْحٰنَهٗ ۙ وَلَهُمْ مَّا يَشْتَهُوْنَ ﴿٥٧﴾ وَاِذَا

۽ الله جي واسطي ڌيئرون مقرر ڪن ٿا ف۱۱۶ اهو پاڪ آهي ف۱۱۷ ۽ پنهنجي واسطي جيڪا سندن دل گهري ٿي ف۱۱۸ ۽ جڏهن

بُشِّرَ اَحَدُهُمْ بِالْاُنْثٰى ظَلَّ وَجْهُهٗ مُسْوَدًّا وَّهُوَ كَظِيْمٌ ﴿٥٨﴾

انهن مان ڪنهن کي ڌيءُ ڄمڻ جي خوشخبري ڏني وڃي ته سارو ڏينهن ان جو منهن ف۱۱۹ ڪارو رهي ٿو ۽ ڪاوڙ جي حالت ۾

يَتَوَارٰى مِنَ الْقَوْمِ مِنْ سُوْٓءِ مَا بُشِّرَ بِهٖ ۗ اَيُمْسِكُهٗ عَلٰى

ماڻهن کان ف۱۲۰ لڪندو ڦرندو آهي ان بشارت جي برائي جي سبب ۾ ڇا ان کي خواري سان پاڻ

هُوْنٍ اَمْ يَدُسُّهٗ فِى التُّرَابِ ۗ اَلَا سَآءَ مَا يَحْكُمُوْنَ ﴿٥٩﴾

وٽ رکي يا ان کي مٽي ۾ پوري ڇڏي ف۱۲۱، خبردار نهايت ئي بڇڙو فيصلو ڪن ٿا ف۱۲۲.

لِلَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ بِالْاٰخِرَةِ مَثَلُ السَّوْءِ ۚ وَلِلّٰهِ الْمَثَلُ

جيڪي آخرت تي ايمان نه ٿا آڻن. انهن جو بُرو حال آهي ۽ الله جو شان سڀني کان بلند

الْاَعْلٰى ۗ وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ﴿٦٠﴾ وَلَوْ يُؤَاخِذُ اللّٰهُ النَّاسَ بِظُلْمِهِمْ

آهي ف۱۲۳ ۽ اهو ئي عزت ۽ حڪمت وارو آهي. ۽ جيڪڏهن الله ماڻهن کي انهن جي ظلم تي پڪڙ ڪري ها ف۱۲۴

مَّا تَرَكَ عَلَيْهَا مِنْ دَآبَّةٍ وَّلٰكِنْ يُّؤَخِّرُهُمْ اِلٰٓى اَجَلٍ مُّسَمًّى ۚ

ته نه ڇڏي ها زمين تي چرندڙ شيءِ ف۱۲۵ پر انهن کي مهلت ڏئي ٿو هڪ مقرر واعدي تائين ف۱۲۶

فَاِذَا جَآءَ اَجَلُهُمْ لَا يَسْتَاْخِرُوْنَ سَاعَةً وَّلَا يَسْتَقْدِمُوْنَ ﴿٦١﴾

پوءِ جڏهن انهن جو وقت ايندو ته هڪ گهڙي پٺتي هٽي سگهندا نه اڳتي وڌي سگهندا.

وَيَجْعَلُوْنَ لِلّٰهِ مَا يَكْرَهُوْنَ وَتَصِفُ اَلْسِنَتُهُمُ الْكَذِبَ اَنَّ

۽ الله جي واسطي اهو ڪجهه ٺاهن ٿا جيڪو پنهنجي واسطي پسند نه ٿا ڪن ف۱۲۷ ۽ انهن جي زبان ڪوڙ ٿي ٻڌائي

ف۱۱۰ ۽ انهن ماڻهن جو انجام هي ٿئي ٿو. ف۱۱۱ ۽ ڪجهه ڏينهن انهي حالت ۾ زندگي گذاري وٺو. ف۱۱۲ [illegible] ف۱۱۳ يعني بُتن جي لاءِ جن جو معبود هجڻ ۽ نفعي وارو ۽ [illegible] وارو هجڻ انهن کي معلوم نه آهي. ف۱۱۴ يعني پوکن ۽ جانورن وغيره مان. ف۱۱۵ بُتن کي معبود ۽ قرب وارا ۽ بُت پُرستي کي خدا پاڪ جو حڪم ٻڌائي. ف۱۱۶ جيئن خزاعه ۽ ڪنانه چوندا هئا ته ملائڪ الله پاڪ جون نياڻيون آهن (معاذ الله). ف۱۱۷ اهو پاڪ آهي اولاد کان ۽ ان جي شان ۾ ائين چوڻ نهايت بي ادبي ۽ ڪفر آهي. ف۱۱۸ يعني ڪفر سان گڏ هي ڪمال بدتميزي به آهي ته پنهنجي لاءِ پٽ پسند ڪن ٿا ڌيئرون ناپسند ڪن ٿا ۽ الله تعاليٰ جي لاءِ جيڪو مطلقًا اولاد کان پاڪ ۽ صاف آهي ۽ انهي جي لاءِ اولاد جو ثابت ڪرڻ ئي عيب لڳائڻ آهي. ان لاءِ اولاد مان به اهو ثابت ڪن ٿا جنهن کي پنهنجي لاءِ حقير ۽ عار جو سبب ڄاڻن ٿا. ف۱۱۹ غم کان. ف۱۲۰ شرم جو ماريل. ف۱۲۱ جيئن مضر، خزاعه ۽ تميم جا ڪافر ڇوڪرين کي جيئرو پوريندا هئا. ف۱۲۲ جو الله تعاليٰ جي لاءِ ڌيئرون ثابت ڪن ٿا جيڪي پنهنجي لاءِ ڪين هن قدر ناپسند آهن. ف۱۲۳ جو اهو ئي ۽ پٽ کان پاڪ ۽ صاف، ڪوان جو شريڪ نه آهي، جلال ۽ ڪمال جي سڀني صفتن سان موصوف. ف۱۲۴ يعني گناهن تي پڪڙي ها ۽ عذاب ۾ جلدي ڪري ها. ف۱۲۵ سڀني کي هلاڪ ڪري ڇڏي ها. زمين تي هلڻ وارن مان يا ڪافر مُراد آهن، جيئن ٻي آيت ۾ آيل آهي ته اِنَّ شَرَّ الدَّوَآبِّ عِنْدَ اللّٰهِ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا يا هي معنيٰ آهي ته ساري زمين تي ڪنهن هلڻ واري کي باقي نه ڇڏي، جيئن ته حضرت نوح عليه السلام جي زماني ۾ جيڪو به زمين تي هو، تن سڀني کي هلاڪ ڪري ڇڏيائين، صرف اهي ئي باقي رهيا، جيڪي زمين تي نه پر حضرت نوح عليه السلام سان گڏ ٻيڙي ۾ هئا ۽ هڪ قول هي به آهي ته معنيٰ هي آهي ته ظالمن کي هلاڪ ڪري ڇڏي ها ۽ انهن جا نسل ختم ٿي وڃن ها، پوءِ زمين ۾ ڪو باقي نه رهي ها. ف۱۲۶ پنهنجي فضل وڪرم ۽ حلم مان مقرر ڪيل واعدي مان يا عمر جي پڄاڙي مُراد آهي يا قيامت. ف۱۲۷ يعني ڌيئرون ۽ شريڪ.

ع ۱۰ / ۱۳

لَهُمُ الْحُسْنٰى ؕ لَا جَرَمَ اَنَّ لَهُمُ النَّارَ وَاَنَّهُمْ مُّفْرَطُوْنَ ﴿٦٢﴾ تَاللّٰهِ

تي ته انهن جي واسطي چڱائي آهي ف١٢٨ باڻ ئي تي پيو يقيناً انهن جي واسطي باھ آهي ۽ اهي حد کان ٽپايل آهن ف١٢٩ خدا جو قسم

لَقَدْ اَرْسَلْنَاۤ اِلٰۤى اُمَمٍ مِّنْ قَبْلِكَ فَزَيَّنَ لَهُمُ الشَّيْطٰنُ اَعْمَالَهُمْ

اسان تو کان اڳي گھڻن ئي امتن جي طرف رسول موڪليا پوءِ شيطان سندن ڪرتوتن سندن نظر ۾ چڱا ڪري ڏيکاريا ف١٣٠

فَهُوَ وَلِيُّهُمُ الْيَوْمَ وَلَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿٦٣﴾ وَمَاۤ اَنْزَلْنَا عَلَيْكَ

پوءِ اڄ اهوئي انهن جو ساٿي آهي ف١٣١ ۽ انهن جي واسطي دردناڪ عذاب آهي. ف١٣٢ ۽ اسان تو تي هي ڪتاب

الْكِتٰبَ اِلَّا لِتُبَيِّنَ لَهُمُ الَّذِى اخْتَلَفُوْا فِيْهِ ۙ وَهُدًى وَّرَحْمَةً

نه لاٿو ف١٣٣ مگر هن لاءِ ته تون ماڻهن تي واضح ڪري ڇڏين جنهن ڳالھ ۾ اختلاف ڪن ف١٣٤ ۽ هدايت ۽ رحمت ايمان

لِّقَوْمٍ يُّؤْمِنُوْنَ ﴿٦٤﴾ وَاللّٰهُ اَنْزَلَ مِنَ السَّمَآءِ مَآءً فَاَحْيَا بِهِ

وارن جي واسطي. ۽ آسمان کان الله پاڻي لاٿو پوءِ ان سان زمين جياريائين ف١٣٥

الْاَرْضَ بَعْدَ مَوْتِهَا ؕ اِنَّ فِىْ ذٰلِكَ لَاٰيَةً لِّقَوْمٍ يَّسْمَعُوْنَ ﴿٦٥﴾

ان جي مري وڃڻ کان پوءِ ف١٣٦ بيشڪ ان ۾ نشاني آهي انهن جي واسطي جيڪي ڪن رکن ٿا ف١٣٧

ع ٨ ٥ ١٤

وَاِنَّ لَكُمْ فِى الْاَنْعَامِ لَعِبْرَةً ؕ نُسْقِيْكُمْ مِّمَّا فِىْ بُطُوْنِهٖ مِنْۢ

۽ بيشڪ توهان جي واسطي چوپاين ۾ عبرت حاصل ٿيڻ جي جاءِ آهي ف١٣٨ اسان توهان کي پيارينداآهيون انهي شيءِ منجھان جيڪا

بَيْنِ فَرْثٍ وَّدَمٍ لَّبَنًا خَالِصًا سَآئِغًا لِّلشّٰرِبِيْنَ ﴿٦٦﴾ وَمِنْ

انهن جي پيٽ ۾ آهي جيئي ۽ رت جي وچان خالص کير ف١٣٩ جيڪو آساني سان ونديڙ پيئندڙن جي واسطي. ۽ کجين ۽

ثَمَرٰتِ النَّخِيْلِ وَالْاَعْنَابِ تَتَّخِذُوْنَ مِنْهُ سَكَرًا وَّرِزْقًا

انگورن جي ميون مان ف١٤٠ جن مان نبيذ (ربا نشي رب) ٺاهيندا آهيو ۽ چڱو

حَسَنًا ؕ اِنَّ فِىْ ذٰلِكَ لَاٰيَةً لِّقَوْمٍ يَّعْقِلُوْنَ ﴿٦٧﴾ وَاَوْحٰى رَبُّكَ

رزق ف١٤١ بيشڪ ان ۾ نشاني آهي عقل وارن جي واسطي. ۽ تنهنجي رب الهام ڪيو

اِلَى النَّحْلِ اَنِ اتَّخِذِىْ مِنَ الْجِبَالِ بُيُوْتًا وَّمِنَ الشَّجَرِ وَ

ماکيءَ جي مک جي طرف ته تون جبلن ۾ گھر ٺاھ ۽ وڻن ۾ ۽

مِمَّا يَعْرِشُوْنَ ﴿٦٨﴾ ثُمَّ كُلِىْ مِنْ كُلِّ الثَّمَرٰتِ فَاسْلُكِىْ سُبُلَ

ڇتن ۾. پوءِ هر قسم جي ميون مان کاءُ ف١٤٢ ۽ پنهنجي رب جي رستن تي هل جو تنهنجي



ف١٢٨ يعني جنت. ڪافر پنهنجي ڪفر ۽ بهتان جي ۽ خدا پاڪ جي لاءِ ڌيئرون بڌائڻ جي باوجود پنهنجو پاڻ کي حق تي گمان ڪندا هئا ۽ چوندا هئا ته جيڪڏهن محمد (صلى الله تعالى عليه وسلم) سچا هجن ۽ خلق مرڻ کان پوءِ وري اٿاري ويندي ته جنت اسان کي ملندي، ڇو ته اسان حق تي آهيون. انهن جي حق ۾ الله تعالى فرمائي ٿو. ف١٢٩ جهنم ۾ ئي ڇڏيا ويندا. ف١٣٠ ۽ انهن پنهنجن برائين کي نيڪيون سمجھيو. ف١٣١ دنيا ۾ انهيءَ جي چوڻ تي هلن ٿا ۽ جيڪو شيطان کي پنهنجو رفيق ۽ مختيار بنائي، سو ضرور ذليل ۽ خوار ٿيو يا هيءُ معنى آهي ته آخرت جي ڏينهن شيطان کان سواءِ انهن کي ڪو رفيق نه ملندو ۽ شيطان پاڻ ئي عذاب ۾ گرفتار هوندو، سو انهن جي ڪهڙي مدد ڪري سگھندو. ف١٣٢ آخرت ۾. ف١٣٣ يعني قرآن شريف. ف١٣٤ دين جي امورسان. ف١٣٥ ٻوٽن سان سرسبزي ۽ شادابي بخشي ڪري. ف١٣٦ يعني خشڪ ۽ ساوڪ ۽ گاھ نه هجڻ کان پوءِ. ف١٣٧ ۽ ٻڌي سمجھن ٿا ۽ غور ڪن ٿا. اهي هن نتيجي تي پهچن ٿا، جيڪو قادر برحق زمين کي ان جي موت يعني قوتِ ناميه فنا ٿي وڃڻ کان پوءِ وري زندگي ڏئي ٿو، اهو انسان کي ان جي مرڻ کان پوءِ بيشڪ جيئري ڪرڻ تي قادر آهي. ف١٣٨ جيڪڏهن توهان ان ۾ غور ڪريو ته سٺا نتيجا حاصل ڪري سگھو ٿا ۽ حڪمتِ الاهيه جي عجائبات تي توهان کي واقفيت حاصل ٿي سگھي ٿي. ف١٣٩ جنهن ۾ ڪنهن شيءِ جي ملاوت جو ڪو شڪ شبهو نه آهي، هن جي باوجود، جو حيوان جي جسم ۾ غذا جو هڪ ئي مقام آهي، جتي ڪاڏو، گاھ، ٻهو وغيره پهچي ٿو ۽ کير رت ۽ گوبر سڀ انهي غذا مان پيدا ٿين ٿا. انهن مان هڪ ٻئي سان ملي نٿو سگھي. کير ۾ نه رت جي رنگ جو شائبو ٿئي ٿو، نه گوبر جي بوءِ جو. نهايت صاف لطيف حاصل ٿئي ٿو. ان مان حڪمتِ الاهي جي عجب ڪاري ظاهر آهي. مٿي بعث جو مسئلو بيان ٿي چڪو آهي يعني مئلن کي جيئري ڪرڻ جو. ڪافران جا منڪر هئا ۽ انهن کي ان ۾ به شبها سامهون هئا. هڪ هي ته جيڪا شيءِ فاسد ٿي وئي ۽ ان جي زندگي ويندي رهي، ان ۾ ٻيهر وري زندگي ڪهڙيءَ طرح موٽندي. ان شبهي جو ازالو ته هن کان اڳين آيت ۾ فرمايو ويو ته توهان ڏسندا رهو ٿا ته اسان مئل زمين کي خشڪ ٿيڻ کان پوءِ آسمان مان پاڻي وسائي حياتي عطا فرمائي ڇڏيون ٿا. پوءِ قدرت جي ان فيض ڏسڻ کان پوءِ ڪنهن مخلوق جو مرڻ کان پوءِ جيئرو ٿيڻ اهڙي قادرِ مطلق جي قدرت کان پري نه آهي. ٻيو شبهو ڪافرن جو هي هو ته جڏهن ماڻهو مري ويو ۽ ان جي جسم جا جزا پکڙجي ويا ۽ مٽي ۾ ملي ويا، سي ڪيئن گڏ ڪيا ويندا. انهن کي مٽي جي ذرن مان ڪيئن جدا ڪيو ويندو؟ هن آيت ڪريمه ۾ جيڪو صاف کير جو بيان فرمايائين. تنهن ۾ غور ڪرڻ سان اهو شبهو بلڪل ختم ٿي وڃي ٿو، قدرتِ الاهي جو اهو شان ته روزانو ڏسڻ ۾ اچي ٿو، جو اهو غذا جي گڏيل جزن مان خالص کير ڪڍي ٿو. جنهن ۾ ان جي آس پاس جي قريب ترشين جي ملاوت جو شائبو به نٿو اچي. ان حڪيم برحق جي قدرت کان ڇا پري، جو انسان جي جسم جي پکڙيل جزن کي گڏ فرمائي. شقيق بلخي رضى الله عنه فرمايو ته نعمت جو پورائو هي آهي ته کير خالص اچي، ان ۾ رت ۽ گوبر جي رنگ ۽ بوءِ جو نالو ۽ نشان نه هجي، ورنه نعمت اڻ پوري ٿيندي ۽ سليم طبع ان کي قبول نه ڪندو. جهڙي طرح صاف نعمت پروردگار جي طرفان پهچي ٿي، تيئن ٻانهي تي به لازم آهي ته اهو به پروردگار سان خالص معاملو ڪري ۽ ان جا عمل رياءَ ۽ نفس جي خواهش جي ملاوتن کان پاڪ ۽ صاف هجن ته جيئن قبوليت جي شرف سان مشرف ٿين. ف١٤٠ اسان توهان کي رس پياريون ٿا. ف١٤١ يعني سرڪو، رب، خرمو ۽ موبز، مسئلو: موبز (سڪل ڊاک) ۽ انگور وغيره جي رس جڏهن هن قدر پچائي وڃي جو ٻه ٽهائيون ختم ٿي وڃن ۽ هڪ ٽهائي باقي رهي ۽ تيزي ٿي وڃي، ان کي نبيذ (نچوڙ) چون ٿا. اهو حد سڪر تائين نه پهچي ۽ نشو نه آڻي ته پوءِ شيخين وٽ حلال آهي ۽ هي ئي آيت ۽ ٻيون ڪيتريون حديثون انهن جو دليل آهن. ف١٤٢ ميون جي ڳولا ۾.

رَبِّكِ ذُلُلًا ۭ يَخْرُجُ مِنْۢ بُطُوْنِهَا شَرَابٌ مُّخْتَلِفٌ اَلْوَانُهٗ فِيْهِ

واسطي نرم ۽ آسان آهن وف ١٤٣ انهن جي پيٽ مان پيئڻ جي هڪ رنگ برنگي شيءِ وف ١٤٤ نڪري ٿي وف ١٤٥ جنهن ۾ ماڻهن

شِفَاۗءٌ لِّلنَّاسِ ۭ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيَةً لِّقَوْمٍ يَّتَفَكَّرُوْنَ ﴿٦٩﴾ وَاللّٰهُ

جي واسطي تندرستي آهي وف ١٤٦ بيشڪ ان ۾ نشاني آهي وف ١٤٧ ڌيان ڪندڙن جي واسطي وف ١٤٨ ۽ الله

خَلَقَكُمْ ثُمَّ يَتَوَفّٰىكُمْ ڐ وَمِنْكُمْ مَّنْ يُّرَدُّ اِلٰٓى اَرْذَلِ الْعُمُرِ

توهان کي پيدا ڪيو وف ١٤٩ پوءِ توهان جو ساهه قبض ڪندو وف ١٥٠ ۽ توهان مان ڪو بنهه ناقص عمر جي طرف

لِكَيْ لَا يَعْلَمَ بَعْدَ عِلْمٍ شَيْـــًٔا ۭ اِنَّ اللّٰهَ عَلِيْمٌ قَدِيْرٌ ﴿٧٠﴾ وَاللّٰهُ

موٽايو وڃي ٿو وف ١٥١ جو ڄاڻڻ کان پوءِ ڪجهه نه ڄاڻي وف ١٥٢ بيشڪ الله سڀ ڪجهه ڄاڻندو سڀ ڪجهه ڪري سگهندڙ آهي. ۽ الله

فَضَّلَ بَعْضَكُمْ عَلٰي بَعْضٍ فِي الرِّزْقِ ۚ فَمَا الَّذِيْنَ فُضِّلُوْا

توهان مان هڪڙن کي ٻين تي رزق ۾ فضيلت ڏني وف ١٥٣ پوءِ جن کي وڌائي ڏنائين

بِرَاۗدِّيْ رِزْقِهِمْ عَلٰي مَا مَلَكَتْ اَيْمَانُهُمْ فَهُمْ فِيْهِ سَوَاۗءٌ ۭ

سي پنهنجو رزق پنهنجن ٻانهن ۽ ٻانهين جي طرف ڦيرائيندڙ نه آهن جو اهي سڀ ان ۾ برابر ٿي وڃن وف ١٥٤

اَفَبِنِعْمَةِ اللّٰهِ يَجْحَدُوْنَ ﴿٧١﴾ وَاللّٰهُ جَعَلَ لَكُمْ مِّنْ اَنْفُسِكُمْ

پوءِ ڇا الله جي نعمت کان انڪار ڪن ٿا. وف ١٥٥ ۽ الله توهان جي واسطي توهان جي جنس مان عورتون پيدا

اَزْوَاجًا وَّجَعَلَ لَكُمْ مِّنْ اَزْوَاجِكُمْ بَنِيْنَ وَحَفَدَةً وَّ

ڪيون ۽ توهان جي واسطي توهان جي زالن مان پٽ پوٽا ۽ ڏوهٽا پيدا ڪيائين ۽ توهان کي سٺين

رَزَقَكُمْ مِّنَ الطَّيِّبٰتِ ۭ اَفَبِالْبَاطِلِ يُؤْمِنُوْنَ وَبِنِعْمَتِ اللّٰهِ

شين مان روزي ڏنائين وف ١٥٦ پوءِ ڇا ڪوڙي ڳالهه وف ١٥٧ تي يقين ڪن ٿا ۽ الله جي فضل وف ١٥٨

هُمْ يَكْفُرُوْنَ ﴿٧٢﴾ وَيَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ مَا لَا يَمْلِكُ

کان منڪر ٿين ٿا. ۽ الله کان سواءِ اهڙن جي پوڄا ڪن ٿا وف ١٥٩ جو انهن کي آسمان

لَهُمْ رِزْقًا مِّنَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ شَيْـــًٔا وَّلَا يَسْتَطِيْعُوْنَ ﴿٧٣﴾

۽ زمين مان ڪجهه به رزق ڏيڻ جو اختيار نه ٿا رکن ۽ نه ئي ڪجهه ڪري سگهن ٿا.

فَلَا تَضْرِبُوْا لِلّٰهِ الْاَمْثَالَ ۭ اِنَّ اللّٰهَ يَعْلَمُ وَاَنْتُمْ

پوءِ الله جي واسطي مثال نه ڏاهيو وف ١٦٠ بيشڪ الله ڄاڻي ٿو ۽ توهان نه ٿا



وف ١٤٣ الله جي فضل سان جن جو توکي الهام ڪيو ويو آهي، ايئن ئي جو توکي هلڻ ڦرڻ ڏکيو نه آهي ۽ تون ڪيترو ئي پري نڪري وڃ، واٽ نه ٿي وڃائينءَ پنهنجي ٻاءِ تي موٽي اچين ٿي وف ١٤٤ يعني ماکي. وف ١٤٥ سفيد، ڦڪي ۽ ڳاڙهي. وف ١٤٦ ۽ وڏيڪ نفعي ڏيڻ وارين دوائن مان آهي ۽ گهڻائي سان علاجن ۾ شامل ڪئي وڃي ٿي. وف ١٤٧ الله تعالى جي قدرت ۽ حڪمت تي. وف ١٤٨ جو ان ڪمزور بي طاقت مک کي اهڙي سمجهه ۽ دانائي عطا فرمائي ۽ اهڙيون سنهيون صنعتون عطا ڪيائين. پاڪ آهي اهو ۽ پنهنجي ذات ۽ صفات ۾ شريڪ کان پاڪ. وان مان فڪر ڪرڻ وارن کي هن تي به تنبيهه ٿي وڃي ٿي ته اهو پنهنجي ڪامل قدرت سان هڪ ادنى ضعيف مک کي هيءَ صفت عطا فرمائي ته جو اها مختلف قسم جي گلن ۽ ميون مان اهڙا لطيف جزا حاصل ڪري ماکي (بهترين قسم جو خوش ذائقه قوام) ٺاهي ٿي، جيڪا خوشگوار، پاڪ، صاف آهي ۽ فاسد ۽ سڙڻ ياٻيڪار ٿيڻ کان محفوظ آهي. پوءِ جيڪو قادر حڪيم هڪ مک کي ان بهترين مادي جي گڏ ڪرڻ جي قدرت ڏئي ٿو، اهو جيڪڏهن مئل انسان جي جزن کي گڏ ڪري ته ان جي قدرت کان ڪهڙو پري آهي؟ مرڻ کان پوءِ جيئري ڪرڻ کي محال سمجهڻ وارا ڪيتري قدر بيوقوف آهن. ان کان پوءِ الله تعالى پنهنجن ٻانهن تي پنهنجي قدرت جا اهي نشان ظاهر فرمائي ٿو، جيڪي خود انهن ۾ ۽ انهن جي احوال ۾ ظاهر آهن. وف ١٤٩ عدم مان ۽ نيستيءَ کان پوءِ هستي عطا فرمايائين. ڪهڙي عجيب قدرت آهي. وف ١٥٠ ۽ توهان کي زندگي کان پوءِ موت ڏيندو، جڏهن توهان جو وقت پورو ٿئي، جيڪو ان مقرر فرمايو آهي توڙي ننڍپڻ ۾ يا جواني ۾ يا پوڙهاپ ۾. وف ١٥١ جنهن جو زمانو انساني عمر جي مرتبن ۾ سٺ سال کان پوءِ اچي ٿو جو قوى ۽ حواس سڀ بيڪار ٿي وڃن ٿا ۽ انسان جي اها حالت ظاهر ٿي وڃي ٿي. وف ١٥٢ ۽ نادانيءَ ۾ ٻارن کان وڌيڪ بدتر ٿي وڃي. انهن تبديلين ۾ قدرتِ الاهي جا ڪهڙا عجائب مشاهدي ۾ اچن ٿا. حضرت ابن عباس رضي الله تعالى عنهما فرمايو ته مسلمان الله تعالى جي فضل سان ان کان محفوظ آهن، ڊگهي عمر ۽ بڍاپا انهن کي الله تعالى جي حضور ۾ ڪرامت، عقل ۽ معرفت جي زيادتي حاصل ٿئي ٿي ۽ ٿي سگهي ٿو ته توجه الى الله جو اهڙو غلبو ٿئي جو هن جهان کان منقطع ٿي وڃي ۽ مقبول ٻانهو دنيا جي طرف واجهائڻ کان پري ٿي وڃي. عڪرمه جو قول آهي ته جنهن قرآن پاڪ پڙهيو، سو ان ارذل عمر جي حالت کي نه پهچندو جو علم کان پوءِ صرف بي علم ٿي وڃي. وف ١٥٣ پوءِ ڪنهن کي غني ڪيائين، ڪنهن کي فقير، ڪنهن کي مالدار ڪنهن کي محتاج، ڪنهن کي مالڪ ڪنهن کي مملوڪ. وف ١٥٤ ۽ ٻانهيون غلام آقائن جا شريڪ ٿي وڃن. جڏهن توهان پنهنجن غلامن کي پنهنجو شريڪ بڻائڻ پسند نه ٿا ڪريو، ته پوءِ الله جي ٻانهن ۽ ان جي مملوڪن کي ان جو شريڪ بڻائڻ ڪهڙيءَ طرح پسند ڪريو ٿا. سبحان الله! ※ وف ١٥٥ جو ان کي ڇڏي مخلوق کي پوڄين ٿا. وف ١٥٦ قسم قسم جي اناجن، ڦرن، ميون، کائڻ ۽ پيئڻ جي شين مان. وف ١٥٧ يعني شرڪ ۽ بت پرستي. وف ١٥٨ الله تعالى جي فضل ۽ نعمت مان حضور محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي ذات گرامي يا اسلام مراد آهي (مدارڪ). وف ١٥٩ يعني بتن کي. وف ١٦٠ ان جو ڪنهن کي شريڪ نه ڪريو.

※ هي بت پرستي جو ڪهڙو نه عمدو ۽ دلنشين رد آهي

لَا تَعْلَمُوْنَ ۝٧٤ ضَرَبَ اللّٰهُ مَثَلًا عَبْدًا مَّمْلُوْكًا لَّا يَقْدِرُ عَلٰى

جاڻو ۔ الله هڪ مثال بيان فرمايو ١٦١ هڪ ٻانهو آهي ٻي جي ملڪيت ۾ ڪنهن به طاقت نه رکندو آهي

شَيْءٍ وَّمَنْ رَّزَقْنٰهُ مِنَّا رِزْقًا حَسَنًا فَهُوَ يُنْفِقُ مِنْهُ سِرًّا

۽ هڪ اهو جنهن کي اسان پاڻ وٽان چڱي روزي عطا فرمائي آهي ۽ اهو ان مان خرچ ڪندو آهي لڪ ۾ ۽ ظاهر

وَّجَهْرًا ؕ هَلْ يَسْتَوٗنَ ؕ اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ ؕ بَلْ اَكْثَرُهُمْ لَا يَعْلَمُوْنَ ۝٧٥

۾ ١٦٢ ڇا اهي برابر ٿي ويندا ١٦٣ سمورريون تعريفون الله جي واسطي آهن بلڪ انهن جا اڪثر اڻ ڄاڻ آهن ١٦٤

وَضَرَبَ اللّٰهُ مَثَلًا رَّجُلَيْنِ اَحَدُهُمَآ اَبْكَمُ لَا يَقْدِرُ عَلٰى

۽ الله مثال بيان فرمايو ٻن مردن جو جن مان هڪڙو گونگو آهي جيڪو ڪو به ڪم ڪري نه ٿو

شَيْءٍ وَّهُوَ كَلٌّ عَلٰى مَوْلٰىهُ ۙ اَيْنَمَا يُوَجِّهْهُّ لَا يَاْتِ بِخَيْرٍ ؕ

سگهي ١٦٥ ۽ اهو پنهنجي آقا تي بوجھ آهي جاڏي به ڪيس موڪلي ته ڪا ڀلائي نه آڻي ١٦٦

هَلْ يَسْتَوِيْ هُوَ ۙ وَمَنْ يَّاْمُرُ بِالْعَدْلِ ۙ وَهُوَ عَلٰى صِرَاطٍ

ڇا برابر ٿي ويندو اهو ۽ اهو جيڪو انصاف جو حڪم ڪري ٿو ۽ اهو سڌي وات

مُّسْتَقِيْمٍ ۝٧٦ وَلِلّٰهِ غَيْبُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ وَمَآ اَمْرُ

تي آهي ١٦٧ ۽ الله جي ئي واسطي آهن آسمانن ۽ زمين جون لڪل شيون ١٦٨ ۽ قيامت جو معاملو

السَّاعَةِ اِلَّا كَلَمْحِ الْبَصَرِ اَوْ هُوَ اَقْرَبُ ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَلٰى

نه آهي مگر اک ڇنڀ جيترو بلڪ ان کان به ويجهو ١٦٩ بيشڪ الله سڀ ڪجھ

كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ۝٧٧ وَاللّٰهُ اَخْرَجَكُمْ مِّنْۢ بُطُوْنِ اُمَّهٰتِكُمْ

ڪري سگهي ٿو ۔ ۽ الله توهان کي توهان جي مائرن جي پيٽ مان پيدا ڪيو جو

لَا تَعْلَمُوْنَ شَيْـًٔا ۙ وَّجَعَلَ لَكُمُ السَّمْعَ وَالْاَبْصَارَ وَالْاَفْـِٕدَةَ ۙ

توهان ڪجھ ڪا ڄاڻ نه رکندا هئا ١٧٠ ۽ توهان کي ڪن ۽ اکيون ۽ دل ڏنائين ١٧١

لَعَلَّكُمْ تَشْكُرُوْنَ ۝٧٨ اَلَمْ يَرَوْا اِلَى الطَّيْرِ مُسَخَّرٰتٍ فِيْ جَوِّ

جو توهان شڪرگذار ٿيو ١٧٢ ڇا انهن پکين ڏانهن نه ڏٺو حڪم جا پابند آسمان جي فضا ۾

السَّمَآءِ ؕ مَا يُمْسِكُهُنَّ اِلَّا اللّٰهُ ؕ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّقَوْمٍ

انهن کي ڪو به نٿو روڪي ١٧٣ سواءِ الله جي ۽ بيشڪ ان ۾ نشانيون آهن ايمان وارن

ع ١٠ / ٦ / ١٦

١٦١ هي ته . ١٦٢ جيئن گهري ٿو ، تصرف ڪري ٿو ۽ اهو عاجز مملوڪ غلام ۽ هي آزاد مالڪ مالدار جيڪو الله تعالىٰ جي فضل سان قدرت ۽ اختيار رکي ٿو . ١٦٣ هرگز نه ، ٻئي جڏهن غلام ۽ آزاد برابر نه ٿا ٿي سگهن هن جي باوجود جو ٻئي الله تعالىٰ جا ٻانها آهن ته پوءِ الله خالق مالڪ قادر سان بي قدرت ۽ بي اختيار بت ڪيئن شريڪ ٿي سگهن ٿا ۽ انهن کي ان جو مثال قرار ڏيڻ ڪهڙو نه وڏو ظلم ۽ جهالت آهي . ١٦٤ جو اهڙن چٽن دليلن ۽ واضح حجت جي هوندي شرڪ ڪرڻ ڪيتري نه وڏي وبال ۽ عذاب جو سبب آهي ! ١٦٥ نه پنهنجي ڪنهن ڪي چئي سگهي نه ٻئي جي سمجهي سگهي . ١٦٦ ۽ ڪنهن ڪم جو ، اهو مثال ڪافر جو آهي . ١٦٧ اهي مثال مؤمن جو آهي . معنيٰ هي آهي ته ڪافر بيڪار گونگي غلام وانگر آهي ، اهو ڪنهن به طرح مسلمان جي مثل نه ٿو ٿي سگهي ، جيڪو عدل جو حڪم ڪري ٿو ۽ سڌي رستي تي قائم آهي . ڪن مفسرن جو قول آهي ته گونگي بيڪار غلام سان بتن کي تمثيل ڏني وئي ۽ انصاف جو حڪم ڏيڻ شانِ الاهي جو بيان ٿيو . ان صورت ۾ معنيٰ هي آهي ته الله تعالىٰ سان بتن کي شريڪ ڪرڻ باطل آهي ، جو ته انصاف قائم ڪرڻ واري بادشاهه سان گونگي ۽ بيڪار غلام جي ڪهڙي نسبت . ١٦٨ هن ۾ الله تعالىٰ جي ڪمال علم جو بيان آهي ته اهو سڀني غيبن جو ڄاڻندڙ آهي ، ان تي ڪا به لڪڻ واري شيءِ لڪل نه ٿي رهي سگهي . ڪن مفسرن جو قول آهي ته هن مان قيامت جو علم مراد آهي . ١٦٩ جو ته اک ڇنڀڻ به زمانو گهري ٿو ، جنهن ۾ ڇنڀڻ جي حرڪت حاصل ٿئي ۽ الله تعالىٰ جنهن شيءِ جو هجڻ گهري ، سا ڪُن فرمائيندي ئي وجي ٿي . ١٧٠ ۽ پنهنجي پيدائش جي ابتداءِ اول فطرت ۾ علم ۽ معرفت کان خالي هيؤ . ١٧١ جو انهن سان پنهنجي پيدائش واري جهالت پري ڪريو . ١٧٢ ۽ علم ۽ عمل سان فيضياب ٿي نعمت عطا ڪرڻ واري جو شڪر ادا ڪريو ۽ ان جي عبادت ۾ مشغول ٿيو ۽ ان جي نعمت جا حق ادا ڪريو . ١٧٣ ڪرڻ کان هن جي باوجود جو جسم ثقيل بالطبع ڪرڻ گهرندو آهي .

يُؤْمِنُوْنَ ﴿٧٩﴾ وَاللّٰهُ جَعَلَ لَكُمْ مِّنْۢ بُيُوْتِكُمْ سَكَنًا وَّجَعَلَ

جي واسطي ف١٧٤ ۽ الله توهان کي گهرَ ڏنا رهڻ جي واسطي ف١٧٥ ۽ توهان جي واسطي

لَكُمْ مِّنْ جُلُوْدِ الْاَنْعَامِ بُيُوْتًا تَسْتَخِفُّوْنَهَا يَوْمَ ظَعْنِكُمْ

چوپاين جي چمڙن مان ڪي گهر ڏنا ف١٧٦ جيڪي توهان کي هلڪا لڳندا آهن توهان جي سفر جي ڏينهن ۾

وَيَوْمَ اِقَامَتِكُمْ ۙ وَمِنْ اَصْوَافِهَا وَاَوْبَارِهَا وَاَشْعَارِهَاۤ اَثَاثًا

منزلن تي ٽڪڻ جي ڏينهن ۾ انهن جي اُن ۽ ملس ۽ وارن مان ڪجهه گذر سفر جو سامان ف١٧٧

وَّمَتَاعًا اِلٰى حِيْنٍ ﴿٨٠﴾ وَاللّٰهُ جَعَلَ لَكُمْ مِّمَّا خَلَقَ ظِلٰلًا وَّ

۽ نفعي جون شيون هڪ وقت تائين. ۽ الله پنهنجي ناهيل شين مان توهان تي ف١٧٨ ڇانو ڪئي

جَعَلَ لَكُمْ مِّنَ الْجِبَالِ اَكْنَانًا وَّجَعَلَ لَكُمْ سَرَابِيْلَ تَقِيْكُمُ

ف١٧٩ ۽ توهان جي واسطي جبلن ۾ پناهه جي جاءِ ناهيائين ف١٨٠ ۽ توهان جي واسطي ڪي پوشاڪون ناهيائين

الْحَرَّ وَسَرَابِيْلَ تَقِيْكُمْ بَاْسَكُمْ ؕ كَذٰلِكَ يُتِمُّ نِعْمَتَهٗ

جيڪي توهان کي گرمي کان بچائن ۽ ڪجهه پوشاڪون ف١٨١ جيڪي جنگ ۾ توهان جي حفاظت ڪن ف١٨٢ اهڙيءَ طرح توهان تي پنهنجي

عَلَيْكُمْ لَعَلَّكُمْ تُسْلِمُوْنَ ﴿٨١﴾ فَاِنْ تَوَلَّوْا فَاِنَّمَا عَلَيْكَ الْبَلٰغُ

نعمت پوري فرمائي ٿو ف١٨٣ ته من توهان فرمانبردار ٿيو ف١٨٤. پوءِ جيڪڏهن اهي منهن ڦيرين ف١٨٥ پوءِ اي محبوب تنهنجي

الْمُبِيْنُ ﴿٨٢﴾ يَعْرِفُوْنَ نِعْمَتَ اللّٰهِ ثُمَّ يُنْكِرُوْنَهَا وَاَكْثَرُهُمُ

ذمي فقط پوريءَ طرح پهچائي ڇڏڻ آهي. ف١٨٦ الله جي نعمت سڃاڻن ٿا ف١٨٧ پوءِ ان جو انڪار ٿا ڪن ف١٨٨ ۽ انهن ۾ گهڻا

الْكٰفِرُوْنَ ﴿٨٣﴾ ع وَيَوْمَ نَبْعَثُ مِنْ كُلِّ اُمَّةٍ شَهِيْدًا ثُمَّ لَا

ڪافر آهن ف١٨٩. ۽ جنهن ڏينهن ف١٩٠ اسان اٿاريندا سين هر امت مان هڪ گواهه ف١٩١ پوءِ ڪافرن

يُؤْذَنُ لِلَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَلَا هُمْ يُسْتَعْتَبُوْنَ ﴿٨٤﴾ وَاِذَا رَاَ الَّذِيْنَ

کي نه اجازت هوندي ف١٩٢ نه انهن کي پرچايو ويندو ف١٩٣. ۽ ظلم ڪرڻ وارا

ظَلَمُوا الْعَذَابَ فَلَا يُخَفَّفُ عَنْهُمْ وَلَا هُمْ يُنْظَرُوْنَ ﴿٨٥﴾ وَاِذَا

ف١٩٤ جڏهن عذاب ڏسندا ان وقت کان نه اهو انهن کان هلڪو ٿيندو ۽ نه انهن کي مهلت ملي

رَاَ الَّذِيْنَ اَشْرَكُوْا شُرَكَآءَهُمْ قَالُوْا رَبَّنَا هٰۤؤُلَآءِ شُرَكَآؤُنَا

۽ شرڪ ڪرڻ وارا جڏهن پنهنجي شريڪن کي ڏسندا ف١٩٥ چوندا اي اسان جا رب هي آهن اسان جا شريڪ



ف١٧٤ جوان انهن کي هڙ. پيدا ڪيو جو اهي هوا ۾ پرواز ڪري سگهن ٿا ۽ پنهنجي ڳري جسم جي خلاف هوا ۾ بيهي رهن ٿا، ڪرن نه ٿا ۽ هوا کي اهڙو پيدا ڪيائين جو ان ۾ انهن جو پرواز ممڪن آهي. ايمان وارا ان ۾ غور ڪري قدرتِ الاهي جو اعتراف ڪن ٿا.

ف١٧٥ جن ۾ توهان آرام ڪريو ٿا.

ف١٧٦ مثلاً خيما وغيره.

ف١٧٧ وڇائڻ ۽ ويڙهڻ جون شيون. مسئلو:- هيءَ آيت الله تعالىٰ جي نعمتن جي بيان ۾ آهي مگر ان مان اشارتًا اُن ۽ پشم ۽ وارن جي پاڪائي ۽ انهن مان فائدي حاصل ڪرڻ جو حلال هجڻ ثابت ٿئي ٿو.

ف١٧٨ ڇاين، پٽين، ڇتين، وڻن ۽ ڪڪر وغيره.

ف١٧٩ جنهن ۾ توهان آرام ڪريو ٿا.

ف١٨٠ غار وغيره جو امير ۽ غريب آرام ڪري سگهن.

ف١٨١ زره ۽ جوشن وغيره.

ف١٨٢ جو تير، تلوار، نيزي وغيره کان بچاءُ جو سامان ٿئي.

ف١٨٣ دنيا ۾ توهان جي حاجتن ۽ ضرورتن جو سامان پيدا فرمائي.

ف١٨٤ ۽ ان جي نعمتن جو اعتراف ڪري اسلام آڻيو ۽ دين برحق قبول ڪريو.

ف١٨٥ ۽ اي محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم! اهي توهان تي ايمان آڻڻ ۽ توهان جي تصديق ڪرڻ کان منهن موڙين ۽ پنهنجي ڪفر تي ڄميا رهن.

١١ ف١٨٦ ۽ جڏهن توهان پيغامِ الاهي پهچائي ڇڏيو، تڏهن توهان جو ڪم پوري ٿي چڪو ۽ نه مڃڻ جو وبال انهن جي ڪنڌ تي رهيو. ع ٧ ١٧

ف١٨٧ يعني جيڪي نعمتون ذڪر ڪيون ويون، تن سڀني کي سڃاڻن ٿا ۽ ڄاڻن ٿا ته اهي سڀ الله تعالىٰ جي طرفان آهن. پوءِ به ان جو شڪر ادا نه ٿا ڪن. سدي جو قول آهي ته الله تعالىٰ جي نعمت مان حضور پُرنور محبوب سيد الكونين صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن مراد آهن. ان تقدير تي معنىٰ هي آهي ته اهي محبوب سائين جن کي سڃاڻن ٿا ۽ سمجهن ٿا ته سندن وجود الله تعالىٰ جي وڏي نعمت آهي ۽ ان جي باوجود.

ف١٨٨ ۽ دينِ اسلام قبول نه ٿا ڪن. ف١٨٩ ضدي جو حسد ۽ بغض سان ڪفر تي قائم رهن ٿا.

ف١٩٠ يعني قيامت جي ڏينهن.

ف١٩١ جيڪو انهن جي تصديق و تڪذيب ۽ ايمان و ڪفر جي شاهدي ڏيندو ۽ اهي شاهد نبي سڳورا آهن.

ف١٩٢ معذرت جي يا ڪنهن ڪلام جي يا دنيا جي طرف موٽڻ جي. ف١٩٣ يعني نه انهن کان عتاب ۽ ملامت پري ڪئي ويندي. ف١٩٤ يعني ڪافر. ف١٩٥ بتن وغيره کي، جن کي پوڄيندا هئا.

الَّذِيْنَ كُنَّا نَدْعُوْا مِنْ دُوْنِكَ ۚ فَاَلْقَوْا اِلَيْهِمُ الْقَوْلَ اِنَّكُمْ

جن جي اسان پوڄا ڪندا هُئاسين تو کي ڇڏي پوءِ اهي ورائي انهن تي ڳالهه اڇلائيندا ته بيشڪ توهان ڪوڙا

لَكٰذِبُوْنَ ﴿٨٦﴾ وَاَلْقَوْا اِلَى اللّٰهِ يَوْمَئِذِنِ السَّلَمَ وَضَلَّ عَنْهُمْ

آهيو ف١٩٦ ۽ ان ڏينهن ف١٩٧ الله جي طرف عاجزي سان ڪرندا ف١٩٨ ۽ انهن کان وسري ويندا

مَّا كَانُوْا يَفْتَرُوْنَ ﴿٨٧﴾ اَلَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَصَدُّوْا عَنْ سَبِيْلِ

جيڪي ناهه ٺاهيندا هئا ف١٩٩. جن ڪفر ڪيو ۽ الله جي راهه کان روڪيائون

اللّٰهِ زِدْنٰهُمْ عَذَابًا فَوْقَ الْعَذَابِ بِمَا كَانُوْا يُفْسِدُوْنَ ﴿٨٨﴾

اسان انهن تي عذاب تي عذاب وڌايو ف٢٠٠ سندن فساد جي بدلي.

وَيَوْمَ نَبْعَثُ فِيْ كُلِّ اُمَّةٍ شَهِيْدًا عَلَيْهِمْ مِّنْ اَنْفُسِهِمْ

۽ جنهن ڏينهن اسان هر ٽولي مان هڪ ٽولو انهن مان اٿاريندا سين جيڪو انهن تي شاهدي ڏي ف٢٠١ ۽ اي

وَجِئْنَا بِكَ شَهِيْدًا عَلٰى هٰۤؤُلَاۤءِ ۗ وَنَزَّلْنَا عَلَيْكَ الْكِتٰبَ

محبوب توهان کي انهن سمورن تي ف٢٠٢ شاهد بڻائي آڻينداسين ۽ اسان تو تي هي قرآن لاٿو جيڪو

تِبْيَانًا لِّكُلِّ شَيْءٍ وَّهُدًى وَّرَحْمَةً وَّبُشْرٰى لِلْمُسْلِمِيْنَ ﴿٨٩﴾

هر شيءِ جو روشن بيان آهي ف٢٠٣ ۽ هدايت ۽ رحمت ۽ خوشخبري مسلمانن جي واسطي.

اِنَّ اللّٰهَ يَاْمُرُ بِالْعَدْلِ وَالْاِحْسَانِ وَاِيْتَآئِ ذِي

بيشڪ الله حڪم فرمائي ٿو انصاف ۽ چڱائي ف٢٠٤ ۽ مائٽن کي ڏيڻ جو ف٢٠٥

الْقُرْبٰى وَيَنْهٰى عَنِ الْفَحْشَآءِ وَالْمُنْكَرِ وَالْبَغْيِ ۚ يَعِظُكُمْ لَعَلَّكُمْ

۽ منع فرمائي ٿو بي حيائي ف٢٠٦ ۽ بُري ڳالهه ف٢٠٧ ۽ سرڪشي کان ف٢٠٨ توهان کي نصيحت فرمائي ٿو ته متان توهان

تَذَكَّرُوْنَ ﴿٩٠﴾ وَاَوْفُوْا بِعَهْدِ اللّٰهِ اِذَا عٰهَدْتُّمْ وَلَا تَنْقُضُوا

ڌيان ڪريو. ۽ الله جا عهد پاڙيو ف٢٠٩ جڏهن قول ڪيو ۽ قسم مضبوط ڪري پوءِ

الْاَيْمَانَ بَعْدَ تَوْكِيْدِهَا وَقَدْ جَعَلْتُمُ اللّٰهَ عَلَيْكُمْ كَفِيْلًا ۗ

نه ٽوڙيو ۽ توهان الله کي ف٢١٠ پاڻ تي ضامن ڪري چڪا آهيو

اِنَّ اللّٰهَ يَعْلَمُ مَا تَفْعَلُوْنَ ﴿٩١﴾ وَلَا تَكُوْنُوْا كَالَّتِيْ نَقَضَتْ غَزْلَهَا

بيشڪ الله توهان جو ڪم ڄاڻي ٿو. ۽ ان عورت وانگر نه ٿيو ف٢١١ جنهن پنهنجو سٽ ڪتڻ

منزل ٣

ف١٩٦ جو اسان کي معبود ٻڌايو ٿا. اسان توهان کي پنهنجي عبادت جي دعوت نه ڏني. ف١٩٧ مشرڪ. ف١٩٨ ۽ ان جا فرمانبردار ٿيڻ چاهيندا. ف١٩٩ دنيا ۾ بُتن کي خدا جو شريڪ ٻڌائي. ف٢٠٠ انهن جي ڪفر جو عذاب ۽ ٻين کي خدا پاڪ جي واٽ کان روڪڻ ۽ گمراهه ڪرڻ جو عذاب. ف٢٠١ اهي شاهد نبي سڳورا هوندا. جيڪي پنهنجي پنهنجي امتن تي شاهدي ڏيندا. ف٢٠٢ امتن ۽ انهن جي شاهدن تي. جيڪي نبي سڳورا هوندا. جيئن ٻي آيت آيل آهي. فَكَيْفَ اِذَا جِئْنَا مِنْ كُلِّ اُمَّةٍ بِشَهِيْدٍ وَّجِئْنَا بِكَ عَلٰى هٰۤؤُلَاۤءِ شَهِيْدًا. (ابو السعود وغيره). ف٢٠٣ جيئن ٻي آيت ۾ ارشاد فرمايائين مَا فَرَّطْنَا فِي الْكِتَابِ مِنْ شَيْءٍ. ترمذي جي حديث ۾ آهي ته حبيب اڪرم سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن پيش اچڻ وارن فتنن جي خبر ڏني صحابه ڪرام ڪانئن ڇوٽڪاري جو طريقو معلوم ڪيو. پاڻ فرمايائون ڪتاب الله ۾ توهان کان اڳين جي واقعن جي به خبر آهي. توهان کان پوءِ جي واقعن جي به ۽ توهان جي وچ جو علم به. حضرت ابن مسعود رضي الله تعالىٰ عنه کان روايت ٿيل آهي، جيڪو علم چاهي، سو قرآن پاڪ کي لازم ڪري وٺي، ان ۾ اڳين ۽ پوين جون خبرون آهن. امام شافعي رحمة الله عليه فرمايو ته امت جا سمورا علم حديث جي شرح آهي ۽ حديث قرآن جي ۽ هي به فرمايائين ته محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جيڪو به حڪم فرمايو سو اهو ئي هو، جيڪو ڪين قرآن پاڪ مان مفهوم ٿيو. ابوبڪر بن مجاهد کان نقل ٿيل آهي ته ان هڪ ڏينهن فرمايو ته جهان ۾ ڪا شيءِ اهڙي نه آهي، جيڪا ڪتاب الله يعني قرآن شريف ۾ مذڪور نه هجي. ان تي ڪنهن ڪيس چيو ته مسافرخانن جو ذڪر ڪٿي آهي؟ فرمايائين هن آيت ۾ لَيْسَ عَلَيْكُمْ جُنَاحٌ اَنْ تَدْخُلُوْا بُيُوْتًا غَيْرَ مَسْكُوْنَةٍ فِيْهَا مَتَاعٌ لَّكُمْ. ابن ابو الفضل مرسي چيو ته اڳين ۽ پوين جا سمورا علم قرآن پاڪ ۾ آهن. مطلب ته هي ڪتاب جامع آهي سمورن علمن جو. هر ڪنهن کي ان جو جيترو علم مليو آهي، او ترو ئي ڄاڻي ٿو. ف٢٠٤ حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته انصاف هي آهي ته لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ جي شاهدي ڏئي ۽ نيڪي ۽ فرضن کي ادا ڪري. ڪانئس هڪ ٻي روايت آهي ته انصاف شرڪ جو ڇڏي ڏيڻ ۽ نيڪي الله تعالىٰ جي هن طرح عبادت ڪرڻ ته ڄڻ اهو توهان کي ڏسي. هيءُ آهي ۽ ٻين جي لاءِ اهو ئي پسند ڪرڻ، جيڪو پنهنجي لاءِ پسند ڪريو ٿا. جيڪڏهن اهو مؤمن هجي ته پوءِ ان جي ايمان جي برڪتن جي ترقي توهان کي پسند هجي ۽ جيڪڏهن ڪافر هجي ته پوءِ توهان کي هي پسند اچي ته اهو توهان جو اسلامي ڀاءُ ٿي وڃي. ڪانئس هڪ ٻي روايت آهي ته انصاف توحيد آهي ۽ نيڪي اخلاص ۽ انهن سڀني روايتن جي بيان جو طريقو جيتوڻيڪ جُدا جُدا آهي، پر نتيجو ۽ مدعا هڪ ئي آهي. ف٢٠٥ ۽ انهن سان مائٽي ڳنڍڻ ۽ نيڪ سلوڪ ڪرڻ جو. ف٢٠٦ يعني هر شرمناڪ ٻڇڙو قول ۽ فعل. ف٢٠٧ يعني شرڪ، ڪفر، گناهه سمورين شرعي ممنوعات کان. ف٢٠٨ يعني ظلم ۽ تڪبر کان. ابن عيينه هن آيت جي تفسير ۾ چيو ته عدل ظاهر ۽ باطن ٻنهي ۾ برابر حق ۽ طاعت بجا آڻڻ کي چون ٿا ۽ احسان هيءُ آهي ته باطن جو حال ظاهر کان بهتر هجي ۽ فحشاء، منڪر ۽ بغي هي آهي ته ظاهر چڱو هجي ۽ باطن اهڙو نه هجي ڪن مفسرن فرمايو ته هن آيت ۾ الله تعالىٰ ٽن شين جو حڪم ڏنو ۽ ٽن کان منع فرمايو. عدل جو حڪم ڏنو ته اهو انصاف ۽ برابري آهي قولن ۽ فعلن ۾ ان جي مقابلي فحشاء يعني بي حيائي آهي. اهي قبيح قول ۽ فعل آهن ۽ احسان جو حڪم فرمايائين، اهو هيءُ آهي ته جنهن ظلم ڪيو ان کي معاف ڪريو ۽ جنهن بُرائي ڪئي، ان سان ڀلائي ڪريو. ان جي مقابلي مُنڪر آهي يعني محسن جي احسان جو انڪار ڪرڻ ۽ ٽيون حڪم هن آيت ۾ رشتيدارن کي ڏيڻ ۽ انهن سان مائٽي ڳنڍڻ ۽ شفقت ۽ محبت جو فرمايائين، ان جي مقابلي بغي آهي ۽ اهو پاڻ کي مٿانهون سمجهڻ. فرمايو ته هي آيت سمورين خير ۽ شر جي بيان جي جامع آهي. هيءَ ئي آيت عثمان بن مظعون جي اسلام جو سبب ٿي، جيڪو فرمائي ٿو ته هن آيت جي نزول سان ايمان منهنجي دل ۾ جاءِ پڪڙي ويو. هن آيت جو اثر ايترو زبردست ٿيو، جو وليد بن مغيره ۽ ابو جهل جهڙن سخت دل ڪافرن جي زبانن تي به هن جي تعريف اچي وئي. ان ڪري هي آيت هر خطبي جي پڇاڙي ۾ پڙهي وڃي ٿي. ف٢٠٩ هي آيت انهن ماڻهن جي حق ۾ نازل ٿي جن محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن سان اسلام تي بيعت ڪئي هئي. انهن کي پنهنجي وعدي جي پوري ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو ۽ اهو حڪم انسان جي هر چڱي عهد ۽ وعدي کي شامل آهي. ف٢١٠ ان جي نالي جو قسم کڻي. ف٢١١ توهان وعدا ۽ قسم ٽوڙي.

٭ ۽ پنهنجي واسطي دارن جا حق هضم ڪرڻ آهي. ابن مسعود رضي الله تعالىٰ عنه

مِنْۢ بَعْدِ قُوَّةٍ اَنْكَاثًا ؕ تَتَّخِذُوْنَ اَيْمَانَكُمْ دَخَلًاۢ بَيْنَكُمْ اَنْ

کان پوءِ ذرا ذرا ڪري ٽوڙي ڇڏيو ٢١٢ پنهنجي قسمن کي پاڻ ۾ هڪ ٻي بنياد بهانو ٿا ڪيو ٿا جو متان هڪ

تَكُوْنَ اُمَّةٌ هِيَ اَرْبٰى مِنْ اُمَّةٍ ؕ اِنَّمَا يَبْلُوْكُمُ اللّٰهُ بِهٖ ؕ وَلَيُبَيِّنَنَّ

ٽولو ٻئي ٽولي کان زياده نه هجي ٢١٣ الله ته ان سان توهان کي آزمائي ٿو ٢١٤ ۽ ضرور توهان تي صاف

لَكُمْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ مَا كُنْتُمْ فِيْهِ تَخْتَلِفُوْنَ ﴿٩٢﴾ وَلَوْ شَآءَ اللّٰهُ

ظاهر ڪندو قيامت جي ڏينهن ٢١٥ جنهن ڳالهه ۾ توهان جهيڙو ڪندا هئا ٢١٦. ۽ الله گهري ها

لَجَعَلَكُمْ اُمَّةً وَّاحِدَةً وَّلٰكِنْ يُّضِلُّ مَنْ يَّشَآءُ وَيَهْدِيْ مَنْ

ته توهان کي هڪ ئي امت ڪري ها ٢١٧ پر الله گمراهه ڪري ٿو جنهن کي گهري ٢١٨ ۽ هدايت ڏيندو آهي ٢١٩

يَّشَآءُ ؕ وَلَتُسْـَٔلُنَّ عَمَّا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ﴿٩٣﴾ وَلَا تَتَّخِذُوْٓا اَيْمَانَكُمْ

جنهن کي وڻيس ۽ ضرور توهان کان ٢٢٠ توهان جي عملن جي پڇا ٿيندي ٢٢١. ۽ پنهنجن قسمن کي پاڻ

دَخَلًاۢ بَيْنَكُمْ فَتَزِلَّ قَدَمٌۢ بَعْدَ ثُبُوْتِهَا وَتَذُوْقُوا

۾ بي بنياد بهانو نه ڪيو جو متان ڪو پير ٢٢٢ ڄمڻ کان پوءِ ترڪي نه وڃي ۽ توهان کي برائي چکڻي

السُّوْٓءَ بِمَا صَدَدْتُّمْ عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ۚ وَلَكُمْ عَذَابٌ عَظِيْمٌ ﴿٩٤﴾

پوي ٢٢٣ الله جي راهه کان روڪڻ جي بدلي ۾ توهان جي واسطي وڏو عذاب هجي ٢٢٤

وَلَا تَشْتَرُوْا بِعَهْدِ اللّٰهِ ثَمَنًا قَلِيْلًا ؕ اِنَّمَا عِنْدَ اللّٰهِ هُوَ

۽ الله جي عهد تي ٿوري قيمت نه ملهه وٺو ٢٢٥ بيشڪ جيڪي ٢٢٦ الله وٽ آهي

خَيْرٌ لَّكُمْ اِنْ كُنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ﴿٩٥﴾ مَا عِنْدَكُمْ يَنْفَدُ وَمَا عِنْدَ اللّٰهِ

توهان جي واسطي بهتر آهي جيڪڏهن توهان کي ڄاڻ هجي. جيڪي توهان وٽ آهي ٢٢٧ سو ختم ٿي ويندو ۽ جيڪي

بَاقٍ ؕ وَلَنَجْزِيَنَّ الَّذِيْنَ صَبَرُوْٓا اَجْرَهُمْ بِاَحْسَنِ مَا كَانُوْا

الله وٽ آهي ٢٢٨ هميشه رهندڙ آهي ۽ ضرور اسان صبر ڪرڻ وارن کي اهو صلو ڏيندا سين جيڪو انهن

يَعْمَلُوْنَ ﴿٩٦﴾ مَنْ عَمِلَ صَالِحًا مِّنْ ذَكَرٍ اَوْ اُنْثٰى وَهُوَ مُؤْمِنٌ

جي سڀ کان چڱي ڪم جي لائق هجي ٢٢٩. جيڪو چڱا ڪم ڪري مرد هجي يا عورت ۽ هجي مسلمان ٢٣٠

فَلَنُحْيِيَنَّهٗ حَيٰوةً طَيِّبَةً ۚ وَلَنَجْزِيَنَّهُمْ اَجْرَهُمْ بِاَحْسَنِ مَا كَانُوْا

پوءِ اسان ان کي چڱي زندگي جيارينداسين ٢٣١ ۽ ضرور انهن کي سندن اجر ڏينداسين جيڪي انهن



٢١٢ مڪي شريف ۾ ريطه بنت عمرو هڪ عورت هئي، جنهن جي طبيعت ۾ گهٽ وهم هو ۽ عقل ۾ خرابي. اها ٻن پهرن تائين محنت ڪري سُٽ ڪتيندي هئي ۽ پنهنجي ٻانهين کان به ڪتائيندي هئي، ٻيپهري جي وقت ان ڪتل سُٽ کي ٽوڙي ٽڪرا ٽڪرا ڪندي ۽ اهڙيءَ طرح ٻانهين کان به ٽوڙائيندي هئي، اهو ئي ان جو معمول هو. معنيٰ هي آهي ته پنهنجي عهد کي ٽوڙي ان عورت وانگر بيوقوف نه ٿيو.

٢١٣ مجاهد جو قول آهي ته ماڻهن جو طريقو هي هو ته هڪ قوم سان قسم کائيندا هئا. پر جڏهن ٻي قوم ان کان وڌيڪ تعداد يا مال يا قوت ۾ لهندا هئا ته پوءِ پهرين سان جيڪي عهد ڪيا هئائون، ٽوڙي ڇڏيندا هئا ۽ پوءِ ٻين سان حلف ڪندا هئا. الله تعاليٰ ان کي منع فرمايو ۽ عهد جي پوري ڪرڻ جو حڪم ڏنو.

٢١٤ ته جيئن فرمانبردار ۽ نافرمان ظاهر ٿي وڃي.

٢١٥ عملن جي جزا ڏيئي ڪري.

٢١٦ دنيا جي اندر.

٢١٧ جو توهان سڀ هڪ دين تي هجو ها.

٢١٨ پنهنجي عدل سان.

٢١٩ پنهنجي فضل سان.

٢٢٠ قيامت جي ڏينهن.

٢٢١ جيڪي دنيا ۾ توهان ڪيا.

٢٢٢ سچي رستي ۽ اسلام جي طريقي کان.

٢٢٣ يعني عذاب. ٢٢٤ آخرت ۾. ٢٢٥ هن طرح ته ٻي بقا دنيا جي ٿوري نفعي تي ان کي ٽوڙي ڇڏيو. ٢٢٦ جزا ۽ ثواب. ٢٢٧ دنيا جو سامان اهو سڀ فنا ٿي ويندو ۽ ختم. ٢٢٨ ان جي رحمت جو خزانو ۽ آخرت جو ثواب. ٢٢٩ يعني انهن جي ننڍي ۾ ننڍي نيڪي تي به اهو اجر ۽ ثواب ڏنو ويندو جيڪو اهي پنهنجي وڏي نيڪي تي حاصل ڪن ها. (ابوالسعود).

٢٣٠ اهو ضروري شرط آهي، ڇو ته ڪافرن جا عمل بيڪار آهن. چڱي عمل جي ثواب جي موجب هجڻ لاءِ ايمان شرط آهي. ٢٣١ دنيا ۾ حلال رزق ۽ قناعت عطا فرمائي، ۽ آخرت ۾ جنت جون نعمتون ڏئي. ڪن عالمن فرمايو ته چڱي زندگيءَ مان عبادت جي لذت مُراد آهي. حڪمت: مؤمن جيتوڻيڪ فقير به هجي، تڏهن به ان جي زندگي دولتمند ڪافر جي عيش کان بهتر ۽ پاڪ آهي، ڇو ته مؤمن ڄاڻي ٿو ته ان جي روزي الله تعاليٰ جي طرفان آهي. جيڪا ان مقدر ڪئي ان تي راضي ٿئي ٿو ۽ مؤمن جي دل حرص جي پريشانين کان محفوظ ۽ آرام ۾ رهي ٿي ۽ ڪافر جيڪو الله تعاليٰ جل شانه تي نظر نه ٿو رکي، سو حريص رهي ٿو ۽ سدائين رنج، تڪليف ۽ مال حاصل ڪرڻ جي فڪر ۾ پريشان رهي ٿو.

يَعْمَلُوْنَ ﴿٩٧﴾ فَاِذَا قَرَاْتَ الْقُرْاٰنَ فَاسْتَعِذْ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيْطٰنِ

جي سڀ کان بهتر ڪم جي لائق هوندا. پوءِ جڏهن تون قرآن پڙهين ته الله جي پناه گهُر تڙيل شيطان کان

الرَّجِيْمِ ﴿٩٨﴾ اِنَّهٗ لَيْسَ لَهٗ سُلْطٰنٌ عَلَى الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَلٰى

ف٢٣٢. بيشڪ ان کي انهن تي ڪو به غلبو نه آهي جن ايمان آندو ۽ پنهنجي رب تي

رَبِّهِمْ يَتَوَكَّلُوْنَ ﴿٩٩﴾ اِنَّمَا سُلْطٰنُهٗ عَلَى الَّذِيْنَ يَتَوَلَّوْنَهٗ وَالَّذِيْنَ

ئي ڀروسو رکندا آهن ف٢٣٣. ان جو غلبو انهن تي آهي جيڪي ان سان دوستي رکندا آهن ۽ ان کي

هُمْ بِهٖ مُشْرِكُوْنَ ﴿١٠٠﴾ وَاِذَا بَدَّلْنَآ اٰيَةً مَّكَانَ اٰيَةٍ ۙ وَّاللّٰهُ اَعْلَمُ

شريڪ ناهيندا آهن. ۽ جڏهن اسان هڪڙي آيت جي جاءِ تي ٻي آيت مٽائيندا آهيون ف٢٣٤ ۽ الله خوب ڄاڻي ٿو

بِمَا يُنَزِّلُ قَالُوْٓا اِنَّمَآ اَنْتَ مُفْتَرٍ ۭ بَلْ اَكْثَرُهُمْ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿١٠١﴾

جيڪي نازل ڪري ٿو ف٢٣٥ ڪافر چيو تون گهڙتي آڻين ٿو ف٢٣٦ بلڪ انهن مان گهڻن کي ڄاڻ ئي نه آهي ف٢٣٧

قُلْ نَزَّلَهٗ رُوْحُ الْقُدُسِ مِنْ رَّبِّكَ بِالْحَقِّ لِيُثَبِّتَ الَّذِيْنَ

تون فرماءِ ان کي پاڪ روح ف٢٣٨ لاٿو تنهنجي رب جي طرف کان برحق جيئن ان سان ايمان وارن کي

اٰمَنُوْا وَهُدًى وَّبُشْرٰى لِلْمُسْلِمِيْنَ ﴿١٠٢﴾ وَلَقَدْ نَعْلَمُ اَنَّهُمْ

ثابت قدم رکي ۽ هدايت ۽ خوشخبري مسلمانن جي واسطي. ۽ بيشڪ اسان ڄاڻون ٿا ته اهي چون

يَقُوْلُوْنَ اِنَّمَا يُعَلِّمُهٗ بَشَرٌ ۭ لِسَانُ الَّذِيْ يُلْحِدُوْنَ اِلَيْهِ

ٿا هن کي ته ڪو ماڻهو سيکاري ٿو جنهن جي طرف منسوب ڪري ٿا في غلط بياني ڪن ٿا ان جي زبان ته عجمي

اَعْجَمِيٌّ وَّهٰذَا لِسَانٌ عَرَبِيٌّ مُّبِيْنٌ ﴿١٠٣﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ

آهي ۽ هي روشن عربي زبان آهي ف٢٣٩. بيشڪ اهي جيڪي الله جي آيتن تي

بِاٰيٰتِ اللّٰهِ ۙ لَا يَهْدِيْهِمُ اللّٰهُ وَلَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿١٠٤﴾ اِنَّمَا

ايمان نه ٿا رکن ف٢٤٠ الله انهن کي هدايت نه ڪندو آهي ۽ انهن جي واسطي دردناڪ عذاب آهي ف٢٤١. ڪوڙ ٺو

يَفْتَرِي الْكَذِبَ الَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ بِاٰيٰتِ اللّٰهِ ۚ وَاُولٰۗىِٕكَ

بهتان اهي ئي گهڙيندا آهن جيڪي الله جي آيتن تي ايمان نه ٿا رکن ف٢٤٢ ۽ اهي ئي ڪوڙا

هُمُ الْكٰذِبُوْنَ ﴿١٠٥﴾ مَنْ كَفَرَ بِاللّٰهِ مِنْ بَعْدِ اِيْمَانِهٖٓ اِلَّا مَنْ

آهن. جيڪو ايمان آڻڻ کان پوءِ الله جو منڪر ٿيو ف٢٤٣ سواءِ ان جي جو



١٣ ع ١١ ١٩

ف٢٣٢ يعني قرآن شريف جي تلاوت شروع ڪرڻ وقت اَعُوْذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيْمِ پڙهڻ مستحب آهي. اَعُوْذُ بِاللّٰهِ جا مسائل سورة فاتحه جي تفسير ۾ مذڪور ٿي چڪا.

ف٢٣٣ اهي شيطاني وسوسا قبول نه ٿا ڪن.

ف٢٣٤ ۽ پنهنجي حڪمت سان هڪ حُڪم منسوخ ڪري ٻيو حڪم ڏيون. شان نزول: مڪي جا مُشرڪ پنهنجي جهالت سان نسخ تي اعتراض ڪندا هئا ۽ ان جي حڪمتن کان اڻ واقف هجڻ جي باعث ان کي مسخري بڻائيندا هئا ۽ چوندا هئا ته محمد (مصطفيٰ صلي الله تعاليٰ عليه وسلم) هڪ ڏينهن هڪ حُڪم ڏين ٿا ٻئي ڏينهن وري ٻيو حُڪم ڏين ٿا ۽ اهي پنهنجي دل مان ڳالهيون ناهن ٿا. ان تي هي آيت نازل ٿي.

ف٢٣٥ ته ان ۾ ڪهڙي حڪمت ۽ ان جي ٻانهن جي لاءِ ان ۾ ڪهڙي مصلحت آهي

ف٢٣٦ الله تعاليٰ ان تي ڪافرن جي جهالت بيان فرمائي ۽ ارشاد ڪيو.

ف٢٣٧ ۽ اهي نسخ ۽ تبديلي جي حڪمت ۽ فائدن کان خبردار نه آهن ۽ هي به نه ٿا ڄاڻن ته قرآن ڪريم جي طرف بهتان جي نسبت ٿي ئي نه ٿي سگهي، جو ته جنهن ڪلام جو مثل ناهڻ بشري طاقت کان ٻاهر آهي، سو ڪنهن انسان جو ٺاهيل ڪيئن ٿي سگهي ٿو. انهي ڪري محبوب سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن کي خطاب ٿيو.

ف٢٣٨ يعني حضرت جبرئيل عليه السلام.

ف٢٣٩ قرآن ڪريم جي حلاوت ۽ ان جي علم جي نورانيت جڏهن دلين جي تسخير ڪرڻ لڳي ۽ ڪافرن ڏٺو ته دُنيا ان جي عاشق ٿيندي ويندي آهي ۽ ڪا به تدبير اسلام جي مخالفت ۾ ڪامياب نه ٿي ٿئي. تڏهن انهن قسم قسم جا بهتان هڻڻ شروع ڪيا. ڪڏهن ان کي جادو ٻڌايائون، ڪڏهن پهرين جا قصا ۽ ڪهاڻيون چيائون، ڪڏهن هي چيائون ته محبوب سيّد عالم صلي الله عليه وسلم جن اهو پاڻ ناهيو آهي ۽ هر قسم جي ڪوشش ڪيائون ته ڪنهن طرح ماڻهو ان پاڪ ڪتاب کان بدگمان ٿين. انهن جي مڪارين مان هڪ مڪر هي به هو ته انهن هڪ عجمي غلام جي نسبت هي چيو ته اهو محبوب عالم صلي الله عليه وسلم جن کي سيکاري ٿو. ان جي رد ۾ هي آيت ڪريمه نازل ٿي ۽ ارشاد فرمايو ويو ته اهڙيون باطل ڳالهيون دُنيا ۾ ڪير قبول ڪري سگهي ٿو، جنهن غلام جي طرف ڪافر نسبت ڪن ٿا، سو ته عجمي آهي، اهڙو ڪلام ان جي امڪان ۾ ته ڇا، تو هان جا فصيح بليغ، جن جي زبان داني تي عرب وارن کي فخر ۽ ناز آهي، سي سمورا حيران آهن ۽ چند جملا قرآن پاڪ جي مثل ناهڻ انهن کي محال ۽ انهن جي طاقت کان ٻاهر آهي ته پوءِ هڪ عجمي جي طرف اهڙي نسبت ڪيتري قدر باطل ۽ بي شرمي جو فعل آهي. خدا جو شان، جنهن غلام عجمي طرف ڪافر اها نسبت ڪندا هئا، ان کي به ان ڪلام جي اعجاز مسخر ڪيو ۽ اهو به حضور پُرنور محبوب سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن جو غلام مطيع ٿيو ۽ صدق ۽ اخلاص سان ايمان آندائين. ف٢٤٠ ۽ ان جي تصديق نه ٿا ڪن. ف٢٤١ قرآن جي انڪار ۽ محبوب رسول عليه الصلوٰة والسلام جي تڪذيب جي سبب. ف٢٤٢ يعني ڪوڙ ڳالهائڻ ۽ الزام هڻڻ بي ايمان جو ئي ڪم آهي. مسئلو:- هن آيت مان معلوم ٿيو ته ڪوڙ ڪبيره گناهن ۾ بدترين گناهه آهي.

ف٢٤٣ ان تي الله تعاليٰ جو غضب.

أُكْرِهَ وَقَلْبُهٗ مُطْمَئِنٌّ بِالْاِيْمَانِ وَلٰكِنْ مَّنْ شَرَحَ بِالْكُفْرِ

كيس مجبور كيو ويو هجي ۽ ان جي دل ايمان تي جميل هجي ف٢٤٤ پر اهو جيڪو دل کولي ڪري ف٢٤٥ ڪافر ٿيو انهن

صَدْرًا فَعَلَيْهِمْ غَضَبٌ مِّنَ اللّٰهِ ۚ وَلَهُمْ عَذَابٌ عَظِيْمٌ ﴿١٠٦﴾

تي الله جو غضب آهي ۽ انهن جي واسطي وڏو عذاب آهي.

ذٰلِكَ بِاَنَّهُمُ اسْتَحَبُّوا الْحَيٰوةَ الدُّنْيَا عَلَى الْاٰخِرَةِ ۙ وَاَنَّ اللّٰهَ

هي ان جي ڪري جو انهن دُنيا جي زندگي آخرت کان پياري ڪئي ف٢٤٦ ۽ هن جي ڪري

لَا يَهْدِى الْقَوْمَ الْكٰفِرِيْنَ ﴿١٠٧﴾ اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ طَبَعَ اللّٰهُ عَلٰى

به ته الله (اهڙن) ڪافرن کي هدايت نه ڏيندو آهي. هي آهن اهي جن جي دلين ۽ ڪنن ۽

قُلُوْبِهِمْ وَسَمْعِهِمْ وَاَبْصَارِهِمْ ۚ وَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْغٰفِلُوْنَ ﴿١٠٨﴾

اکين تي الله مُهر هڻي ڇڏي آهي ف٢٤٧ ۽ اهي ئي غفلت ۾ پيل آهن ف٢٤٨

لَا جَرَمَ اَنَّهُمْ فِى الْاٰخِرَةِ هُمُ الْخٰسِرُوْنَ ﴿١٠٩﴾ ثُمَّ اِنَّ رَبَّكَ لِلَّذِيْنَ

پاڻ ئي ٿئي پيو جو آخرت ۾ اهي گهاٽي وارا آهن ف٢٤٩. پوءِ بيشڪ تنهنجو رب انهن جي واسطي

هَاجَرُوْا مِنْۢ بَعْدِ مَا فُتِنُوْا ثُمَّ جٰهَدُوْا وَصَبَرُوْٓا ۙ اِنَّ رَبَّكَ

جن پنهنجا گهر ڇڏيا ف٢٥٠ بعد ان جي جو ستايا ويا ف٢٥١ پوءِ انهن ف٢٥٢ جهاد ڪيو ۽ صبر سان رهيا، بيشڪ تنهنجو رب

مِنْۢ بَعْدِهَا لَغَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿١١٠﴾ يَوْمَ تَاْتِىْ كُلُّ نَفْسٍ تُجَادِلُ

ان ف٢٥٣ کان پوءِ ضرور بخشيندڙ مهربان آهي جنهن ڏينهن هر ساهه پنهنجي ئي طرف جهڳڙو ڪندو ايندو ف٢٥٤

عَنْ نَّفْسِهَا وَتُوَفّٰى كُلُّ نَفْسٍ مَّا عَمِلَتْ وَهُمْ لَا يُظْلَمُوْنَ ﴿١١١﴾

۽ هر ساهه کي سندس عملن جو پورو پورو (بدلو) ڏنو ويندو ۽ انهن تي ظلم نه ٿيندو ف٢٥٥

وَضَرَبَ اللّٰهُ مَثَلًا قَرْيَةً كَانَتْ اٰمِنَةً مُّطْمَئِنَّةً يَّاْتِيْهَا

۽ الله مثال بيان فرمايو ف٢٥٦ هڪ ڳوٺ جو ف٢٥٧ جو امن ۽ اطمينان سان هو ف٢٥٨ هر طرف کان ان جي

رِزْقُهَا رَغَدًا مِّنْ كُلِّ مَكَانٍ فَكَفَرَتْ بِاَنْعُمِ اللّٰهِ فَاَذَاقَهَا

روزي گهڻائيءَ سان ايندي هئي پوءِ انهيءَ الله جي نعمتن جي ناشڪري ڪئي ف٢٥٩ پوءِ الله انهن کي هيءَ

اللّٰهُ لِبَاسَ الْجُوْعِ وَالْخَوْفِ بِمَا كَانُوْا يَصْنَعُوْنَ ﴿١١٢﴾ وَلَقَدْ

سزا چکائي جو انهن کي بک ۽ خوف جي پوشاڪ ڏيکاريائين ف٢٦٠ انهن جي ڪرتوتن جي بدلي. ۽ بيشڪ انهن

ف٢٤٤ اهو مغضوب نه آهي. شان نزول:- هيءَ آيت عمار بن ياسر جي حق ۾ نازل ٿي. ڪيس ۽ سندس والد ياسر ۽ سندس والده سميه ۽ صهيب، بلال، خباب ۽ سالم رضي الله تعالىٰ عنهم کي ڪافرن وڏي سخت ايذاءَ ڏنا ته جيئن اهي اسلام کان ڦري وڃن، پر اهي سڀ ڪورا با وجود سخت ايذائن جي اسلام کان نه ڦريا. پوءِ ڪافرن، حضرت عمار جي والدين کي نهايت بي رحميءَ سان قتل ڪيو ۽ عمار ضعيف هو، ڀڄي نه سگهندو هو. ان مجبوريءَ جڏهن ڏٺو ته جان تي اچي وئي آهي ته پوءِ بي دليو ۽ اڻ گهريو ڪفر جو ڪلمو چيائين. هيڻن جي همراه باجهه واري حضور محبوب رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن کي خبر ڏني وئي ته عمار ڪافر ٿي ويو. محبوب سائين فرمايو، هرگز نه، عمار مٿي کان پيرن تائين ايمان سان ڀريل آهي ۽ ان جي گوشت ۽ رت ۾ ايماني ذوق گهر ڪري ويو آهي. پوءِ حضرت عمار روئندي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيو. باجهه ڀري محبوب سائين فرمايو ڇا ٿيو؟ عمار عرض ڪيو اي خدا جا رسول! تمام بُرو ٿيو ۽ گهڻائي بُرا ڪلما منهنجي زبان تي جاري ٿيا. ارشاد فرمايائون، ان وقت تنهنجي دل جو ڪهڙو حال هو. عرض ڪيائين، دل ايمان تي خوب جميل هئي. محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن باجهه شفقت ۽ رحم منجهان فرمايائون ته جيڪڏهن وري به اهڙو اتفاق ٿئي ته ايئن ئي ڪرڻ گهرجي. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي (خازن). مسئلو:- آيت مان معلوم ٿيو ته مجبور ڪرڻ جي حالت ۾ جيڪڏهن دل ايمان تي جميل هجي ته پوءِ ڪفر جي ڪلمي جو جاري ٿيڻ جائز آهي. جڏهن ماڻهو کي پنهنجي جان يا ڪنهن عضوي جي ختم ٿي وڃڻ جو خوف هجي. مسئلو:- جيڪڏهن ان حالت ۾ به صبر ڪري ۽ قتل ڪيو وڃي ته اهو اجر وارو ۽ شهيد ٿيندو جيئن حضرت خبيب رضي الله تعالىٰ عنه صبر ڪيو ۽ اهو سوليءَ تي چاڙهي شهيد ڪيو ويو. محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن ان کي سيد الشهداء فرمايو. مسئلو:- جنهن شخص کي مجبور ڪيو وڃي، جيڪڏهن ان جي دل ايمان تي جميل نه هجي، سو ڪفر جو ڪلمو زبان تي آڻڻ سان ڪافر ٿي ويندو. مسئلو:- جيڪڏهن ڪو شخص مجبوري کان سواءِ مسخري يا جهالت کان ڪفر جو ڪلمو زبان تي جاري ڪري ته ڪافر ٿي ويندو. (تفسير احمدي). ف٢٤٥ رضامندي ۽ اعتقاد سان. ف٢٤٦ ۽ تڏهن اها دُنيا مُرتد ٿيڻ تي اقدام ڪرڻ جو سبب آهي. ف٢٤٧ نه اهي تدبر ڪن ٿا، نه وعظن ۽ نصيحتن تي ڪن رکن ٿا، نه هدايت جي طريقي ۽ صواب کي ڏسن ٿا. ف٢٤٨ جو پنهنجي عاقبت ۽ انجام ڪار کي نه ٿا سوچن. ف٢٤٩ جو انهن جي لاءِ دائمي عذاب آهي. ف٢٥٠ ۽ مڪي مڪرمه کان مدينه طيبه ڏانهن هجرت ڪيائون. ف٢٥١ ۽ ڪافرن انهن تي سختيون ڪيون ۽ ڪين ڪفر تي مجبور ڪيو. ف٢٥٢ هجرت کان پوءِ. ف٢٥٣ هجرت، جهاد ۽ صبر. ف٢٥٤ اهو قيامت جو ڏينهن آهي. جڏهن هر هڪ نفسي نفسي چوندو هوندو ۽ سڀني کي پنهنجي لڳل هوندي. ف٢٥٥ حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما هن آيت جي تفسير ۾ فرمايو ته قيامت جي ڏينهن ماڻهن ۾ جهيڙو ايستائين وڌندو جو روح ۽ جسم ۾ جهيڙو ٿيندو. روح چوندو يا رب! نه منهنجا هٿ هئا جو مان ڪنهن کي پڪڙيان. نه پير هئا جو مان هلان. نه اکيون جن سان ڏسان ها. جسم چوندو يا رب! مان ته ڪاٺي وانگر هئس. نه منهنجو هٿ پڪڙي سگهندو هو، نه پير هلي سگهندو هو، نه اک ڏسي سگهندي هئي. جڏهن اهو روح نوري شعاع وانگر آيو ته پوءِ ان سان منهنجي زبان ڳالهائڻ لڳي، اکيون ڏسڻ لڳيون، پير هلڻ لڳا. جيڪو ڪجهه ڪيو، ان ڪيو. الله تعالىٰ هڪ مثال بيان فرمائيندو ته هڪ انڌو ۽ هڪ لولو ٻئي هڪ باغ ۾ ويا. انڌي کي ته ڦر نظر نه ايندا هئا ۽ لولي جو هٿ ڦر تائين نه پهچندو هو. پوءِ انڌي لولي کي پنهنجي مٿان سوار ڪيو ۽ اهڙيءَ طرح انهن ڦر ٽوڙيا ته پوءِ اهي ٻئي سزا جا حقدار ٿيا. تنهنڪري روح ۽ جسم ٻئي ملزم آهن. ف٢٥٦ انهن ماڻهن جي لاءِ جن تي الله تعالىٰ انعام ڪيو ۽ اهي ان نعمت تي مغرور ٿي ناشڪري ڪرڻ لڳا ۽ ڪافر ٿي ويا. اهو الله تعالىٰ جي ناراضگيءَ جو سبب ٿيو. انهن جو مثال اهڙو سمجهو جيئن. ف٢٥٧ مثل مڪي جي. ف٢٥٨ نه ان تي مخالف اچي نه اتان جا ماڻهو قتل ۽ قيد جي مصيبت ۾ گرفتار ڪيا ويندا. ف٢٥٩ ۽ ان الله تعالىٰ جي نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي تڪذيب ڪئي. ف٢٦٠ جو ست سال محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي بد دعا سان قحط ۾ ۽ ڏڪر جي مصيبت ۾ گرفتار رهيا، ايستائين جو مُئل جانور کائيندا هئا. وري امن ۽ اطمينان جي بجاءِ خوف ۽ هراس انهن تي مسلط ٿيو ۽ هر وقت مسلمانن جي حملي لشڪر ڪشي جو انديشو رهڻ لڳو.

ع ١٠ / ١٤ / ٢٠

جَآءَهُمْ رَسُوْلٌ مِّنْهُمْ فَكَذَّبُوْهُ فَاَخَذَهُمُ الْعَذَابُ وَ هُمْ

وٽ انهن منجهان هڪ رسول تشريف وٺي آيو ف٢٦١ پوءِ انهن ان کي ڪوڙو سمجهيو ته انهن کي عذاب پڪڙيو ف٢٦٢ ۽ اهي

ظٰلِمُوْنَ ﴿١١٣﴾ فَكُلُوْا مِمَّا رَزَقَكُمُ اللّٰهُ حَلٰلًا طَيِّبًا ۪ وَّ اشْكُرُوْا نِعْمَتَ

بي انصاف هئا. پوءِ الله جي ڏنل روزي کي ف٢٦٣ حلال پاڪ ڪري کائو ف٢٦٤ ۽ الله جي نعمت جو شڪر ڪريو

اللّٰهِ اِنْ كُنْتُمْ اِيَّاهُ تَعْبُدُوْنَ ﴿١١٤﴾ اِنَّمَا حَرَّمَ عَلَيْكُمُ الْمَيْتَةَ وَ

جيڪڏهن توهان ان جي پوڄا ڪريو ٿا. توهان تي ته فقط هي حرام ڪيائين، مردار ۽

الدَّمَ وَ لَحْمَ الْخِنْزِيْرِ وَ مَاۤ اُهِلَّ لِغَيْرِ اللّٰهِ بِهٖ ۚ فَمَنِ اضْطُرَّ غَيْرَ

رت ۽ سوئر جو گوشت ۽ اهو جنهن جي ڪهڻ وقت خدا کان سواءِ ٻئي جو نالو پڪاريو ويو هجي ف٢٦٥ پوءِ جيڪو لاچار

بَاغٍ وَّ لَا عَادٍ فَاِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿١١٥﴾ وَ لَا تَقُوْلُوْا لِمَا تَصِفُ

ٿئي ف٢٦٦ نه طلب ڪندڙ ۽ نه حد ٽپيندڙ ف٢٦٧ پوءِ بيشڪ الله بخشيندڙ مهربان آهي ۽ نه چئو جيڪي توهان جون زبانون

اَلْسِنَتُكُمُ الْكَذِبَ هٰذَا حَلٰلٌ وَّ هٰذَا حَرَامٌ لِّتَفْتَرُوْا عَلَى اللّٰهِ

ڪوڙ بيان ڪن ٿيون ته هي حلال آهي ۽ هي حرام آهي جو الله تي تهمت گهڙيو

الْكَذِبَ ؕ اِنَّ الَّذِيْنَ يَفْتَرُوْنَ عَلَى اللّٰهِ الْكَذِبَ لَا

ف٢٦٨ بيشڪ جيڪي الله تي ڪوڙ گهڙيندا آهن انهن جو ڀلو نه ٿيندو.

يُفْلِحُوْنَ ﴿١١٦﴾ؕ مَتَاعٌ قَلِيْلٌ ۪ وَّ لَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿١١٧﴾ وَ عَلَى الَّذِيْنَ

ٿورو نفعو وٺڻ آهي ف٢٦٩ ۽ انهن جي واسطي دردناڪ عذاب آهي ف٢٧٠. ۽ خاص يهودين تي اسان

هَادُوْا حَرَّمْنَا مَا قَصَصْنَا عَلَيْكَ مِنْ قَبْلُ ۚ وَ مَا ظَلَمْنٰهُمْ

حرام فرمايون اهي شيون جيڪي اڳي اسان توکي ٻڌايون ف٢٧١ ۽ اسان انهن تي ظلم نه ڪيو ها، اهي

وَ لٰكِنْ كَانُوْۤا اَنْفُسَهُمْ يَظْلِمُوْنَ ﴿١١٨﴾ ثُمَّ اِنَّ رَبَّكَ لِلَّذِيْنَ عَمِلُوا

پاڻ سان پاڻ ظلم ڪري رهيا هئا ف٢٧٢. پوءِ بيشڪ تنهنجو رب انهن جي واسطي جيڪي ناداني جي ڪري ف٢٧٣ برائي

السُّوْٓءَ بِجَهَالَةٍ ثُمَّ تَابُوْا مِنْ بَعْدِ ذٰلِكَ وَ اَصْلَحُوْۤا ۙ اِنَّ رَبَّكَ

ڪري ويهن، ان کان پوءِ توبه ڪري سڌري وڃن بيشڪ تنهنجو رب ان کان

مِنْ بَعْدِهَا لَغَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿١١٩﴾ؑ اِنَّ اِبْرٰهِيْمَ كَانَ اُمَّةً قَانِتًا لِّلّٰهِ

پوءِ ف٢٧٤ ضرور بخشيندڙ مهربان آهي. بيشڪ ابراهيم هڪ امام هو ف٢٧٥ الله جو فرمانبردار

ف٢٦١ يعني محبوب سيد الانبياء محمد مصطفٰي صلي الله تعالٰي عليه واٰله وسلم جن.

ف٢٦٢ بُک ۽ خوف جي.

ف٢٦٣ جيڪا ان محبوب سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن جي هٿن مبارڪن سان عطا فرمائي.

ف٢٦٤ انهن حرام ۽ خبيث مالن جي بجاءِ جيڪو کائيندا هئا لٽ مار، غصب ۽ خبيث طريقن سان حاصل ڪيل. جمهور مفسرن وٽ هن آيت ۾ مخاطب مسلمان آهن ۽ هڪ قول مفسرن جو هي به آهي ته مخاطب مڪي جا مشرڪ آهن. ڪلبيءَ چيو ته جڏهن مڪي وارا ڏڪر جي سبب بُک کان پريشان ٿيا ۽ تڪليف جي برداشت نه رهي، تڏهن انهن جي سردارن محبوب سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن کي عرض ڪيو ته توهان سان دشمني ته مردن کان ٿا، عورتن ۽ ٻارن کي جيڪا تڪليف پهچي رهي آهي، ان جو خيال فرمايو. ان تي محبوب ڪريم صلي الله عليه وسلم جن اجازت ڏني ته انهن جي لاءِ طعام کڻيو وڃي. هن آيت ۾ ان جو بيان فرمايو ويو. انهن ٻنهي قولن ۾ پهريون وڌيڪ صحيح آهي (خازن).

ف٢٦٥ يعني ان کي بُتن جي نالي تي ذبح ڪيو ويو هجي.

ف٢٦٦ ۽ انهن حرام شين مان ڪجهه کائڻ تي مجبور ٿئي.

ف٢٦٧ يعني ضرورت جي قدر تي صبر ڪري.

ف٢٦٨ جاهليت جي زماني ۾ ماڻهو پنهنجي طرفان ڪن شين کي حلال، ڪن شين کي حرام ڪري ڇڏيندا هئا ۽ ان جي نسبت الله تعالٰي جي طرف ڪري ڇڏيندا هئا، ان جي ممانعت فرمائي وئي ۽ ان کي الله تعالٰي تي بهتان فرمايو ويو. اڄڪلهه به جيڪي ماڻهو پنهنجي طرف کان حلال شين کي حرام ٻڌائن ٿا، جيئن ميلاد شريف جي مٺائي، فاتحه، يارهين ۽ عرس وغيره ايصال ثواب جون شيون، جن جي حرمت شريعت ۾ وارد نه ٿي. انهن کي هن آيت جي حڪم کان ڊڄڻ گهرجي ته اهڙين شين جي نسبت هي چوڻ ته اهي شرعًا حرام آهن، الله تعالٰي تي بهتان مڙهڻ آهي.

ف٢٦٩ ۽ دنيا ۾ چند ڏينهن آسائش آهي، جيڪا باقي رهڻ واري نه آهي.

ف٢٧٠ آهي آخرت ۾.

ف٢٧١ سورة انعام ۾ آيت وَعَلَى الَّذِيْنَ هَادُوْا حَرَّمْنَا كُلَّ ذِيْ ظُفُرٍ ۾.

ف٢٧٢ بغاوت ۽ نافرماني جو ارتڪاب ڪري، جنهن جي سزا ۾ اهي شيون مٿن حرام ٿيون، جيئن آيت فَبِظُلْمٍ مِّنَ الَّذِيْنَ هَادُوْا حَرَّمْنَا عَلَيْهِمْ طَيِّبٰتٍ اُحِلَّتْ لَهُمْ ۾ ارشاد فرمايو ويو. ف٢٧٣ انجام سوچڻ بغير. ف٢٧٤ يعني توبه جي. ف٢٧٥ نيڪ خصائل، پسنديده اخلاق ۽ حميده صفات جو جامع.

ع ١٥ / ٩ / ٢١

حَنِيْفًا ۭ وَلَمْ يَكُ مِنَ الْمُشْرِكِيْنَ ﴿١٢٠﴾ شَاكِرًا لِّاَنْعُمِهٖ ۭ اِجْتَبٰىهُ

۽ هر باطل کان جدا و٢٧٦ ۽ مشرڪ نه هو و٢٧٧ ۽ ان جي احسانن تي شڪر ڪندڙ الله ان کي چونڊي ورتو و٢٧٨

وَهَدٰىهُ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ﴿١٢١﴾ وَاٰتَيْنٰهُ فِي الدُّنْيَا حَسَنَةً ۭ وَاِنَّهٗ

۽ ان کي سڌي واٽ ڏيکاريائين ۽ اسان ان کي دُنيا ۾ ڀلائي ڏني و٢٧٩ ۽ بيشڪ اهو

فِي الْاٰخِرَةِ لَمِنَ الصّٰلِحِيْنَ ﴿١٢٢﴾ ثُمَّ اَوْحَيْنَآ اِلَيْكَ اَنِ اتَّبِعْ مِلَّةَ

آخرت ۾ قرب وارن منجهان آهي. پوءِ اسان تو تي وحي موڪليو ته دين ابراهيم جي پيري ڪر جيڪو هر

اِبْرٰهِيْمَ حَنِيْفًا ۭ وَمَا كَانَ مِنَ الْمُشْرِكِيْنَ ﴿١٢٣﴾ اِنَّمَا جُعِلَ السَّبْتُ

باطل کان جدا هو، ۽ مشرڪ نه هو و٢٨٠. ڇنڇر ته انهن تي

عَلَى الَّذِيْنَ اخْتَلَفُوْا فِيْهِ ۭ وَاِنَّ رَبَّكَ لَيَحْكُمُ بَيْنَهُمْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ

مقرر ڪيو ويو هو جن ان ۾ اختلاف ڪيو هو و٢٨١ ۽ بيشڪ تنهنجو رب انهن ۾ قيامت جي ڏينهن فيصلو

فِيْمَا كَانُوْا فِيْهِ يَخْتَلِفُوْنَ ﴿١٢٤﴾ اُدْعُ اِلٰى سَبِيْلِ رَبِّكَ بِالْحِكْمَةِ

ڪندو، جنهن ڳالهه ۾ اختلاف ڪندا هئا و٢٨٢. پنهنجي رب جي واٽ جي طرف

وَالْمَوْعِظَةِ الْحَسَنَةِ وَجَادِلْهُمْ بِالَّتِيْ هِيَ اَحْسَنُ ۭ اِنَّ

سڏ و٢٨٣ پڪي سمجهه ۽ چڱي نصيحت سان و٢٨٤ ۽ انهن سان بحث ڪر انهي طريقي سان جيڪو سڀ

رَبَّكَ هُوَ اَعْلَمُ بِمَنْ ضَلَّ عَنْ سَبِيْلِهٖ وَهُوَ اَعْلَمُ

کان سهڻو هجي و٢٨٥. بيشڪ تنهنجو رب خوب ڄاڻي ٿو جيڪو ان جي واٽ کان ٿڪيو ۽ خوب ڄاڻي ٿو

بِالْمُهْتَدِيْنَ ﴿١٢٥﴾ وَاِنْ عَاقَبْتُمْ فَعَاقِبُوْا بِمِثْلِ مَا عُوْقِبْتُمْ

هدايت وارن کي. جيڪڏهن توهان سزا ڏيو ته اهڙي ئي سزا ڏيو جهڙي توهان کي تڪليف پهچائي ويئي هجي و٢٨٦

بِهٖ ۭ وَلَىِٕنْ صَبَرْتُمْ لَهُوَ خَيْرٌ لِّلصّٰبِرِيْنَ ﴿١٢٦﴾ وَاصْبِرْ وَمَا صَبْرُكَ

۽ جيڪڏهن توهان صبر ڪريو و٢٨٧ ته صبر وارن جي واسطي صبر سڀ کان چڱو آهي ۽ اي محبوب تون صبر ڪر ۽ تنهنجو صبر الله جي ئي

اِلَّا بِاللّٰهِ وَلَا تَحْزَنْ عَلَيْهِمْ وَلَا تَكُ فِيْ ضَيْقٍ مِّمَّا يَمْكُرُوْنَ ﴿١٢٧﴾

توفيق سان آهي ۽ انهن جو ڏک نه ڪر و٢٨٨ ۽ انهن جي سازشن جي سبب تنهنجي دل تنگ نه ٿئي و٢٨٩.

اِنَّ اللّٰهَ مَعَ الَّذِيْنَ اتَّقَوْا وَّالَّذِيْنَ هُمْ مُّحْسِنُوْنَ ﴿١٢٨﴾ ع

بيشڪ الله انهن سان گڏ آهي جيڪي ڊڄن ٿا ۽ جيڪي چڱايون ڪن ٿا.

و٢٧٦ دين اسلام تي قائم. و٢٧٧ هن ۾ قريش ڪافرن جي تڪذيب آهي، جيڪي پنهنجو پاڻ کي ابراهيمي دين تي خيال ڪندا هئا. و٢٧٨ پنهنجي نبوت ۽ دوستي جي لاءِ. و٢٧٩ رسالت، مال، اولاد، سُهڻي ثناءِ ۽ قبول عام جو سمورن دينن وارا مسلمان، يهودي، نصاريٰ ۽ عرب جا مُشرڪ سڀ سندس عظمت ڪن ٿا ۽ ساڻس محبت رکن ٿا. و٢٨٠ تابعداري مان مُراد هتي عقيدن ۽ دين جي اصول ۾ موافقت ڪرڻ آهي. محبوب سيدعالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن کي اِن تابعداري جو حڪم ڏنو ويو. هن ۾ سندن وڏي منزلت ۽ اعلىٰ درجت جو اظهار آهي جو توهان جو ابراهيمي دين جي موافقت فرمائڻ حضرت ابراهيم عليه الصلوٰة والسلام جي لاءِ سندس سمورين فضيلتن ۽ ڪمالن ۾ سڀ کان اعلىٰ فضل ۽ شرف آهي ڇو ته توهان اڪرم الاولين والأخرين آهيو، جيئن صحيح حديث ۾ وارد ٿيو ۽ سمورن نبين سڳورن ۽ سموري خلق کان توهان جو مرتبو افضل ۽ اعلىٰ آهي. شعر ؎

تو اصلي و باقي طفيل تواند ❊ تو شاهي و مجموع خيلِ تواند

و٢٨١ يعني ڇنڇر جي ڏينهن جي تعظيم، ان ڏينهن شڪار ڇڏڻ ۽ وقت کي عبادت لاءِ فارغ ڪرڻ يهودين تي فرض ڪيو ويو هو ۽ ان جو واقعو هن طرح ٿيو هو ته حضرت موسىٰ عليه الصلوٰة والسلام انهن کي جمعي جي ڏينهن جي تعظيم جو حڪم فرمايو هو ۽ ارشاد فرمايو هو ته هفتي ۾ هڪ ڏينهن الله تعالىٰ جي عبادت جي لاءِ خاص ڪريو، ان ڏينهن ۾ ڪو ڪم نه ڪريو، ان ۾ انهن اختلاف ڪيو ۽ چيو ته اهو ڏينهن جمعو نه، بلڪ ڇنڇر هئڻ گهرجي، هڪ ننڍي جماعت کان سواءِ. جيڪا حضرت موسىٰ عليه السلام جي حڪم جي تعميل ۾ جمعي جي ڏينهن تي ئي راضي ٿي ويئي هئي. الله تعالىٰ يهودين کي ڇنڇر جي اجازت ڏيئي ڇڏي ۽ شڪار حرام فرمائي آزمائش ۾ وجهي ڇڏيو. پوءِ جيڪي ماڻهو جمعي جي ڏينهن تي راضي ٿي ويا هئا سي فرمانبردار رهيا ۽ حڪم جي فرمانبرداري ڪيئي. باقي ماڻهو صبر نه ڪري سگهيا، تن شڪار ڪيو ۽ نتيجو هي نڪتو جو مسخ ڪيا ويا. اهو واقعو تفصيل سان سورة اعراف ۾ بيان ٿي چڪو آهي. و٢٨٢ هن طرح ته تابعدار کي ثواب ڏيندو ۽ گنهگار کي سزا ڏيڻ فرمائيندو. هن کان پوءِ محبوب سيدعالم صلى الله عليه وسلم جن کي خطاب فرمايو وڃي ٿو. و٢٨٣ يعني خلق کي دين جي دعوت ڏيو. و٢٨٤ پڪي تدبير مان مُراد اهو محڪم دليل آهي، جيڪو حق کي واضح ۽ شبهن کي ختم ڪري ڇڏي ۽ سهڻي نصيحت مان ترغيبات ۽ ترهيبات مُراد آهن. و٢٨٥ بهتر طريقي مان مُراد هي آهي ته الله تعالىٰ جي طرف ان جي آيتن ۽ دليلن سان سڏيو. مسئلو: هن مان معلوم ٿيو ته حق جي دعوت ۽ دين جي حقانيت جي اظهار جي لاءِ مناظرو جائز آهي. و٢٨٦ يعني سزا گناهن جيتري هجي، ان کان وڌيڪ نه هجي. شان نزول: جنگ احد ۾ ڪافرن، مسلمانن جي شهيدن جي مُنهن کي زخمي ڪري سندن شڪلن کي تبديل ڪيو هو ۽ انهن جا پيٽ چيري ڇڏيا هئا، انهن جا عضوا ڪٽي ڇڏيا هئا. انهن شهيدن ۾ حضرت حمزه به هو. محبوب سيدعالم صلى الله عليه وسلم جن جڏهن ان کي ڏٺو ته محبوب سائين جن کي گهڻو صدمو پهتو ۽ محبوب جن قسم کنيو ته هڪ حضرت حمزه رضى الله تعالىٰ عنه جو بدلو ستر ڪافرن کان وٺندو ۽ ستن اهڙو ئي حال ڪيو ويندو. ان تي هي آيت ڪريمه نازل ٿي. پوءِ حضور محبوب سائين جن اهو ارادو ترڪ ڪرڻ فرمايو ۽ پنهنجي قسم جو ڪفارو ڏنو. مسئلو: مُثله يعني نڪ، ڪن وغيره ڪپي ڪنهن جي صورت کي تبديل ڪرڻ شريعت ۾ حرام آهي (مدارڪ). و٢٨٧ انتقام نه وٺو. و٢٨٨ جيڪڏهن اهي ايمان نه آڻين. و٢٨٩ ڇو ته اسان توهان جا مددگار ۽ ناصر آهيون.

ع ١٦ ٩ ٢٢

سُوْرَةُ بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْل ١٧ مَكِّيَّة ٥٠ | بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ | اٰيَاتُهَا ١١١ رُكُوْعَاتُهَا ١٢

سورة بني اسرائيل مڪي آهي ۽ ان ۾: الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١: ١١١ آيتون ۽ ١٢ رڪوع آهن

سُبْحٰنَ الَّذِيْٓ اَسْرٰى بِعَبْدِهٖ لَيْلًا مِّنَ الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ

پاڪائي آهي ان کي ف٢ جيڪو پنهنجي ٻانهي ف٣ کي راتو رات وني ويو ف٤ مسجد حرام کان

اِلَى الْمَسْجِدِ الْاَقْصَا الَّذِيْ بٰرَكْنَا حَوْلَهٗ لِنُرِيَهٗ مِنْ اٰيٰتِنَا ۭ اِنَّهٗ

مسجد اقصىٰ تائين ف٥ جنهن جي چوڌاري اسان برڪت رکي ف٦ جيئن اسان ان کي پنهنجون وڏيون نشانيون ڏيکاريون

هُوَ السَّمِيْعُ الْبَصِيْرُ ① وَاٰتَيْنَا مُوْسَى الْكِتٰبَ وَجَعَلْنٰهُ هُدًى

بيشڪ اهو ٻڌندڙ ڏسندڙ آهي ۽ اسان موسىٰ کي ڪتاب ف٧ عطا فرمايو ۽ ان کي بني اسرائيلن جي واسطي

لِّبَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ اَلَّا تَتَّخِذُوْا مِنْ دُوْنِيْ وَكِيْلًا ② ۭ ذُرِّيَّةَ مَنْ

هدايت ڪيو ته مون کان سواءِ ڪنهن کي ڪارساز نه ٺاهيو . اي انهن جو اولاد جنهن کي

حَمَلْنَا مَعَ نُوْحٍ ۭ اِنَّهٗ كَانَ عَبْدًا شَكُوْرًا ③ وَقَضَيْنَآ اِلٰى بَنِيْٓ

اسان نوح سان گڏ ف٨ سوار ڪيو بيشڪ اهو ڏاڍو شڪرگذار ٻانهو هو ف٩ ۽ اسان بني اسرائيل کي ڪتاب

اِسْرَآءِيْلَ فِي الْكِتٰبِ لَتُفْسِدُنَّ فِي الْاَرْضِ مَرَّتَيْنِ وَلَتَعْلُنَّ

۾ ف١٠ وحي موڪليو ته ضرور ضرور توهان زمين ۾ ٻه ڀيرا فساد پکيڙيندؤ ف١١ ۽ ضرور وڏو غرور

عُلُوًّا كَبِيْرًا ④ فَاِذَا جَاۗءَ وَعْدُ اُوْلٰىهُمَا بَعَثْنَا عَلَيْكُمْ عِبَادًا لَّنَآ اُولِيْ

ڪندؤ ف١٢ . پوءِ جڏهن انهن ٻنهي مان پهرئين ڀيري ف١٣ جو واعدو آيو ف١٤ اسان توهان تي پنهنجا ٻانها موڪليا

بَاْسٍ شَدِيْدٍ فَجَاسُوْا خِلٰلَ الدِّيَارِ ۭ وَكَانَ وَعْدًا مَّفْعُوْلًا ⑤

سخت لڙائي وارا ف١٥ پوءِ شهرن جي اندر توهان جي ڳولا ۾ گهري ويا ف١٦ ۽ هي هڪ واعدو هو پورو ٿي رهڻ وارو ف١٧

ثُمَّ رَدَدْنَا لَكُمُ الْكَرَّةَ عَلَيْهِمْ وَاَمْدَدْنٰكُمْ بِاَمْوَالٍ وَّبَنِيْنَ وَ

پوءِ اسان انهن تي ورائي توهان جو حملو ڪرايو ف١٨ ۽ توهان کي اسان مدد ڏني مال ۽ پٽن سان

جَعَلْنٰكُمْ اَكْثَرَ نَفِيْرًا ⑥ اِنْ اَحْسَنْتُمْ اَحْسَنْتُمْ لِاَنْفُسِكُمْ ۣ

۽ توهان جو جٿو وڌايو سين . جيڪڏهن توهان ڀلائي ڪندؤ ته پنهنجو ڀلو ڪندؤ ف١٩

وَاِنْ اَسَاْتُمْ فَلَهَا ۭ فَاِذَا جَاۗءَ وَعْدُ الْاٰخِرَةِ لِيَسُوْۗءٗا وُجُوْهَكُمْ

۽ جيڪڏهن بُرو ڪندؤ ته پنهنجو . پوءِ جڏهن ٻي ڀيري جو واعدو آيو ف٢٠ ته دشمن توهان جا منهن بگاڙي ڇڏن ف٢١





ف١ سُوْرَةُ بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْل جو نالو سورة اسراء ۽ سورة سبحان به آهي. هيءَ مڪي سورة آهي مگر اٺ آيتن وَاِنْ كَادُوْا لَيَفْتِنُوْنَكَ کان نَصِيْرًا تائين. هي قول قتاده جو آهي. بيضاوي جو يقين آهي ته هي سموري سورة مڪي آهي. هن ۾ ٻارهن رڪوع ۽ هڪ سؤ ڏهه آيتون پوريون آهن ۽ هڪ سؤ ٻارهن ڪرفي، پنج سؤ ٽيٽيهه ڪلما ۽ ٽي هزار چار سؤ ست حرف آهن. ف٢ پاڪ آهي ان جي ذات هر عيب ۽ نقص کان. ف٣ محبوب محمد مصطفىٰ صلى الله عليه وسلم. ف٤ معراج جي رات. ف٥ جنهن جو مفاصلو چاليهه منزلون يعني سوا مهيني کان وڌيڪ جو رستو آهي. شان نزول:- جڏهن حضور محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن معراج جي رات بلند درجن ۽ اعلىٰ مرتبن تي فائز ٿيا ته ڏهن الله رب العزت خطاب فرمايو اي محبوب محمد (صلى الله عليه وسلم) هي فضيلت ۽ شرف مان توهان کي ڇو عطا فرمايو. حضور جن عرض ڪيو هن لاءِ ته تو مون کي عبديت سان پنهنجي طرف منسوب فرمايو. ان تي هي آيت نازل ٿي. (خازن). ف٦ ديني به ۽ دنيوي به، جو اها سرزمين پاڪ وحي جي نزول جي جاءِ، نبين سڳورن جي عبادتگاهه ۽ انهن جي قيام جي جاءِ ۽ عبادت جو قبلو آهي ۽ گهڻن واهن ۽ وڻن سان اها زمين سرسبز ۽ شاداب ۽ ميون ۽ ڦرن جي گهڻائي سان بهترين عيش ۽ راحت جو مقام آهي. معراج شريف نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جو هڪ جليل معجزو ۽ الله تعالىٰ جي وڏي نعمت آهي ۽ ان مان حضور جن جو اهو ڪمالِ قرب ظاهر ٿئي ٿو جيڪو مخلوق الاهي ۾ ٻئي ڪنهن کي حاصل نه آهي. نبوت جي ٻارهين سال حضور محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن معراج سان نوازيا ويا. مهيني ۾ اختلاف آهي. مگر وڌيڪ مشهور هي آهي ته ستاويهين رجب المرجب جو معراج ٿيو. مڪه مڪرمه کان محبوب سائين جن جي بيت المقدس تائين رات جي ٿوري حصي ۾ تشريف وٺي وڃڻ قرآني نص سان ثابت آهي. ان جو انڪاري ڪافر آهي ۽ آسمانن جو سير ۽ قرب جي منزلن ۾ پهچڻ صحيح اعتمادي مشهور حديثن سان ثابت آهي جيڪي تواتر جي حد جي ويجهو پهچي ويون آهن. ان جو انڪاري گمراهه آهي. معراج شريف سجاڳي جي حالت ۾ جسم ۽ روح ٻنهي سان واقع ٿيو. اهوئي جمهور اسلام وارن جو عقيدو آهي ۽ محبوب رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي صحابه ڪرام جون گهڻيون جماعتون ۽ محبوب سائين جن جا ڪبار صحابه ڪرام انهي جا اعتقادي آهن. آيتن جي نصن ۽ حديثن مان به اهوئي فائدو حاصل ٿئي ٿو ۽ اوندا ۽ چٽڪبري فلسفي جا فاسد وهم صرف باطل آهن. قدرتِ الاهي جي اعتقادي جي اڳيان اهي سمورا شبها محض بي حقيقت آهن. حضرت جبرئيل جو براق آڻي حاضر ٿيڻ، حضور محبوب سيد الكونين صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي انتهائي احترام ۽ اڪرام سان سوار ڪري وٺي وڃڻ، بيت المقدس ۾ حضور پرنور محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جو نبين سڳورن جي امامت فرمائڻ، اتان وري آسمانن جي سير جي طرف متوجه ٿيڻ، جبرئيل امين جو نوري محبوب سائين جن اڳيان هر هڪ آسمان جو دروازو کولرائڻ، هر هڪ آسمان تي اتان جي مقام وارن نبين سڳورن جو زيارت جي شرف کان مشرف ٿيڻ ۽ محبوب معظم جن جي تڪريم ڪرڻ، احترام بجا آڻڻ، تشريف آوري جون مبارڪون ڏيڻ، محبوب پاڪ جن جو هڪ آسمان کان ٻئي آسمان جي طرف سير فرمائڻ، اتان جا عجائب ڏسڻ ۽ سڀني مقربن جي انتها منزل سدرة المنتهىٰ کي پهچڻ، جتان اڳتي وڌڻ جي ڪنهن مقرب ملائڪ کي به طاقت نه آهي، جبرئيل امين جو اتي معذرت ڪري رهجي وڃڻ، پوءِ خاص قرب جي مقام ۾ حضور محبوب جن جو ترقيون فرمائڻ ۽ ان اعلىٰ قرب ۾ پهچڻ جو جنهن جي تصور تائين خلق جا وهم ۽ فڪر به پرواز ڪا قاصر آهن، اتي رحمت ۽ ڪرم جي مٿن پرت ٿيڻ، انعاماتِ الاهيه ۽ خاص نعمتن سان سرفراز فرمائڻ ۽ آسمانن ۽ زمين جي بادشاهي ۽ انهن کان افضل ۽ برتر علم حاصل ڪرڻ ۽ امت لاءِ نمازون فرض ٿيڻ، حضور جن جي شفاعت فرمائڻ، جنت ۽ دوزخ جا سير ۽ وري پنهنجي جاءِ تي واپس تشريف آڻڻ ۽ ان واقعي جون خبرون ڏيڻ، ان تي ڪافرن جو هنگامو ڪرڻ ۽ بيت المقدس جي عمارت جو حال ۽ شام ملڪ وڃڻ وارن قافلن جون ڪيفيتون حضور محبوب عليه الصلوٰة والسلام جن کان معلوم ڪرڻ، حضور محبوب جن جو سڀ ڪجهه ٻڌائڻ ۽ قافلن جا جيڪي احوال محبوب سائين جن ٻڌايا. قافلن جي اچڻ تي انهن جي تصديق ٿيڻ. اهو سمورو صحاح جي معتبر حديثن مان ثابت آهي ۽ ڪثرت سان انهن سمورن شين جي بيان ۽ انهن جي تفصيل سان حديثون ڀريل آهن. ف٧ يعني توريت. ف٨ ٻيڙي ۾. ف٩ يعني حضرت نوح عليه السلام گهڻو شڪرگذار هو، جڏهن ڪجهه کائيندو ۽ پيئندو ۽ پهريندو هو ته ڏهن الله تعالىٰ جو حمد ڪندو هو ۽ ان جو شڪر بجا آڻيندو هو ۽ ان جي اولاد تي لازم آهي ته اها پنهنجي محترم ڏاڏي جي طريقي تي قائم رهي. ف١٠ توريت. ف١١ هن مان زمين شام ۽ بيت المقدس مراد آهي ۽ ٻئي ڀيري جي فساد جو بيان ايندڙ آيت ۾ اچي ٿو. ف١٢ ۽ ظلم ۽ بغاوت ۾ مبتلا ٿيندؤ. ف١٣ جي فساد جي عذاب. ف١٤ ۽ انهن توريت جي احڪام جي مخالفت ڪئي ۽ ڏوهن ۽ گناهن جو ارتڪاب ڪيو ۽ حضرت شعيا عليه السلام (۽ هڪ قول مطابق) حضرت ارميا کي قتل ڪيو (بيضاوي وغيره).

وَلِيَدْخُلُوا الْمَسْجِدَ كَمَا دَخَلُوهُ أَوَّلَ مَرَّةٍ وَلِيُتَبِّرُوا مَا عَلَوْا

۽ مسجد ۾ داخل ٿين ف۲۲ جيئن پهرين ڀيرو داخل ٿيا هئا ف۲۳ ۽ جنهن ٿي شيءِ تي قبضو ڪن ف۲۴ تباهه

تَتْبِيرًا ﴿۷﴾ عَسَىٰ رَبُّكُمْ أَنْ يَرْحَمَكُمْ ۚ وَإِنْ عُدْتُمْ عُدْنَا ۘ وَجَعَلْنَا

برباد ڪري رکن. قريب آهي جو توهان جو رب توهان تي رحم ڪري ف۲۵ ۽ جيڪڏهن توهان وري شرارت ڪئي ف۲۶ ته اسان

جَهَنَّمَ لِلْكَافِرِينَ حَصِيرًا ﴿۸﴾ إِنَّ هَٰذَا الْقُرْآنَ يَهْدِي لِلَّتِي

وري سزا ڏينداسين ف۲۷ ۽ اسان جهنم کي ڪافرن جو قيدخانو بڻايو آهي بيشڪ هي قرآن سڀ کان وڌيڪ سڌي راهه

هِيَ أَقْوَمُ وَيُبَشِّرُ الْمُؤْمِنِينَ الَّذِينَ يَعْمَلُونَ الصَّالِحَاتِ أَنَّ

ڏيکاري ٿو ف۲۸ ۽ خوشخبري ٻڌائي ٿو ايمان وارن کي جيڪي چڱا ڪم ڪن ٿا جو انهن جي واسطي

لَهُمْ أَجْرًا كَبِيرًا ﴿۹﴾ وَأَنَّ الَّذِينَ لَا يُؤْمِنُونَ بِالْآخِرَةِ أَعْتَدْنَا

وڏو ثواب آهي. ۽ هي ته جيڪي آخرت تي ايمان نه ٿا آڻين اسان انهن جي واسطي دردناڪ

لَهُمْ عَذَابًا أَلِيمًا ﴿۱۰﴾ وَيَدْعُ الْإِنْسَانُ بِالشَّرِّ دُعَاءَهُ بِالْخَيْرِ ۖ

عذاب تيار ڪري رکيو آهي. ۽ ماڻهو برائي جي دعا ڪندو آهي ف۲۹ جيئن ڀلائي گهرندو آهي ف۳۰

وَكَانَ الْإِنْسَانُ عَجُولًا ﴿۱۱﴾ وَجَعَلْنَا اللَّيْلَ وَالنَّهَارَ آيَتَيْنِ ۖ

۽ ماڻهو ڏاڍو جلد باز آهي. ف۳۱ ۽ اسان رات ۽ ڏينهن کي ٻه نشانيون بڻايو ف۳۲

فَمَحَوْنَا آيَةَ اللَّيْلِ وَجَعَلْنَا آيَةَ النَّهَارِ مُبْصِرَةً لِتَبْتَغُوا فَضْلًا

پوءِ رات جي نشاني ميٽائي سين ف۳۳ ۽ ڪيوسين ڏينهن جي نشاني کي ڏيکاريندڙ ف۳۴ جيئن توهان پنهنجي

مِنْ رَبِّكُمْ وَلِتَعْلَمُوا عَدَدَ السِّنِينَ وَالْحِسَابَ ۚ وَكُلَّ شَيْءٍ

رب جي ڀلائي تلاش ڪريو ف۳۵ ۽ ف۳۶ سالن جي ڳڻپ ۽ حساب ڄاڻو ف۳۷ ۽ اسان هر شيءِ جدا جدا اُکيري

فَصَّلْنَاهُ تَفْصِيلًا ﴿۱۲﴾ وَكُلَّ إِنْسَانٍ أَلْزَمْنَاهُ طَائِرَهُ فِي عُنُقِهِ ۖ

ظاهر فرمائي ڇڏي ف۳۸. ۽ هر انسان جي قسمت اسان ان جي ڳچي ۾ لٽڪائي ڇڏي ف۳۹

وَنُخْرِجُ لَهُ يَوْمَ الْقِيَامَةِ كِتَابًا يَلْقَاهُ مَنْشُورًا ﴿۱۳﴾ اقْرَأْ كِتَابَكَ

۽ ان جي واسطي قيامت جي ڏينهن هڪ لکيو ڪڍنداسي جنهن کي کليل ڏسندو. ف۴۰ فرمايو ويندو ته پڙهه پنهنجو

كَفَىٰ بِنَفْسِكَ الْيَوْمَ عَلَيْكَ حَسِيبًا ﴿۱۴﴾ مَنِ اهْتَدَىٰ فَإِنَّمَا

عمل نامو اڄ پنهنجي حساب ڪرڻ جي واسطي تون پاڻ ڪافي آهين. جيڪو سڌي واٽ هليو اهو پنهنجي



ف۱۵ گهڻي قوت ۽ طاقت وارا انهن کي توهان تي مسلط ڪيوسي ۽ اهي سنجاريب ۽ ان جون فوجون آهن يا بخت نصر يا جالوت، جن بني اسرائيلن جي عالمن کي قتل ڪيو، توريت کي ساڙيو، مسجد کي خراب ڪيو ۽ انهن مان ستر هزار کي گرفتار ڪيو. ف۱۶ جو توهان کي لٽن ۽ قتل ۽ قيد ڪن. ف۱۷ عذاب جو جيڪو لازم هو. ف۱۸ جڏهن توهان توبه ڪئي ۽ تڪبر ۽ فساد کان موٽي آيئو. تڏهن اسان توهان کي دولت ڏني ۽ انهن تي غلبو ڏنو، جيڪي توهان تي مسلط ٿي چڪا هئا. ف۱۹ توهان کي ان ڀلائي جي جزا ملندي. ف۲۰ توهان وري فساد قائم ڪيو، حضرت عيسيٰ عليه السلام جي قتل جي پويان لڳو. الله تعاليٰ ان کي بچايو ۽ پنهنجي طرف کڻي ورتو ۽ توهان حضرت زڪريا ۽ حضرت يحييٰ عليهما السلام کي قتل ڪيو، تڏهن الله تعاليٰ توهان تي فارس ۽ روم وارن کي مسلط ڪيو، جو توهان جا اهي دشمن توهان کي قتل ڪن يا قيد ڪن ۽ توهان کي ايترو پريشان ڪن. ف۲۱ جو تڪليف ۽ پريشاني جا نشان توهان جي منهن مان ظاهر ٿين.

وقف لازم

ع ۱۰ ۱

ف۲۲ يعني بيت المقدس ۾ ۽ ان کي ويران ڪن. ف۲۳ ۽ ان کي ويران ڪيو هئائون توهان جي پهرين فساد جي وقت. ف۲۴ بني اسرائيلن جي گوٺن مان ان کي. ف۲۵ ٻئي ڀيري کان پوءِ به جيڪڏهن توهان ٻيهر توبه ڪري گناهن کان پري ٿيو. ف۲۶ ٽيئن ڀيري. ف۲۷ اهڙي طرح ايئن ٿيو ۽ اهي وري پنهنجي شرارت جي طرف موٽيا ۽ حضور محبوب محمد مصطفيٰ صلى الله تعاليٰ عليه وسلم جن جي پاڪ زماني ۾ محبوب پاڪ جي تڪذيب ڪيائون، ته قيامت تائين انهن تي ذلت لازم ڪئي وئي ۽ مسلمان انهن تي مسلط فرمايا ويا، جيئن قرآن ڪريم ۾ يهودين جي نسبت وارد ٿيو ضُرِبَتْ عَلَيْهِمُ الذِّلَّةُ. ف۲۸ اها الله تعاليٰ جي توحيد ۽ ان جي رسولن تي ايمان آڻڻ ۽ انهن جي اطاعت ڪرڻ آهي. ف۲۹ پاڻ، پنهنجي گهر وارن، پنهنجي مال ۽ پنهنجي اولاد جي لاءِ ڪاوڙ ۾ اچي انهن سيني کي گهٽ وڌ ڳالهائي ٿو ۽ انهن لاءِ بد دعاؤن ڪري ٿو. ف۳۰ جيڪڏهن الله تعاليٰ ان جي اها بد دعا قبول ڪري وٺي ته پاڻ يا ان جا اهل ۽ مال هلاڪ ٿي وڃن، پر الله تعاليٰ پنهنجي ڪرم ۽ فضل سان ان کي قبول نه ٿو فرمائي. ف۳۱ ڪن مفسرن فرمايو ته هن آيت ۾ انسان مان ڪافر مراد آهي ۽ برائي دعا مان ان جي عذاب جي جلدي ڪرڻ ۽ حضرت ابن عباس رضى الله تعاليٰ عنهما کان روايت ٿيل آهي ته نضر بن حارث ڪافر چيو يارب! جيڪڏهن تون اهو دين اسلام حق آهي ته پوءِ اسان تي پٿر وساءِ آسمان مان يا دردناڪ عذاب موڪل. الله تعاليٰ ان جي اها دعا قبول فرمائي ۽ ان جو ڪنڌ ڪپيو ويو ف۳۲ پنهنجي قدرت ۽ وحدانيت تي دلالت ڪرڻ واريون. ف۳۳ يعني رات کي اونداهو ڪيائين ته جيئن ان ۾ آرام ڪيو وڃي. ف۳۴ روشن ته جيئن ان ۾ سڀ شيون نظر اچن. ف۳۵ ۽ ڪمائي ۽ زندگي جا ڪم آساني سان پورا ڪري سگهو. ف۳۶ رات ۽ ڏينهن جي ڦيري سان. ف۳۷ ديني ۽ دنيوي ڪمن جي وقتن جو. ف۳۸ توڙي ان جي ضرورت دين ۾ هجي يا دنيا ۾. مطلب هي آهي ته هر هڪ شيءِ جو تفصيل فرمائي ڇڏيو. جيئن ٻيءَ آيت ۾ ارشاد فرمايائين مَا فَرَّطْنَا فِي الْكِتَابِ مِنْ شَيْءٍ، اسان ڪتاب ۾ ڪجهه نه ڇڏيو سي ۽ هڪ ٻيءَ آيت ۾ ارشاد فرمايائين وَنَزَّلْنَا عَلَيْكَ الْكِتَابَ تِبْيَانًا لِكُلِّ شَيْءٍ. مطلب ته انهن آيتن مان ثابت آهي ته قرآن ڪريم ۾ سڀني شين جو بيان آهي. سبحان الله! ڪهڙو ڪتاب آهي، ڪهڙي ان جي جامعيت (جمل، خازن، مدارڪ وغيره). ف۳۹ يعني جيڪو ڪجهه ان جي لاءِ مقدر ڪيو ويو آهي. چڱائي يا برائي، نيڪ بختي يا بدبختي، اها ان کي هن طرح لازم آهي، جيئن ڳچي جو هار جتي وڃي ساڻ رهي، ڪڏهن جدا نه ٿئي. مجاهد چيو ته هر انسان جي ڳچي ۾ نيڪ بختي يا سند س بدبختي جو لکيل وڌو وڃي ٿو. ف۴۰ اهو ان جو اعمال نامو هوندو.

يَهْتَدِيْ لِنَفْسِهٖ ۚ وَمَنْ ضَلَّ فَاِنَّمَا يَضِلُّ عَلَيْهَا ۭ وَلَا تَزِرُ

ڀلائي جي واسطي سڌي واٽ ورتي ۽ جيڪو گمراهه ٿيو ته اهو پنهنجي ئي برائي جي واسطي گمراهه ٿيو ۽ ڪو به بار

وَازِرَةٌ وِّزْرَ اُخْرٰى ۭ وَمَا كُنَّا مُعَذِّبِيْنَ حَتّٰى نَبْعَثَ رَسُوْلًا ﴿١٥﴾

کڻندڙ ساهه ٻئي جو بار نه کڻندو ۽ اسان عذاب ڪرڻ وارا نه آهيون جيستائين جو رسول نه موڪليون

وَاِذَآ اَرَدْنَآ اَنْ نُّهْلِكَ قَرْيَةً اَمَرْنَا مُتْرَفِيْهَا فَفَسَقُوْا فِيْهَا

۽ جڏهن اسان ڪنهن ڳوٺ کي هلاڪ ڪرڻ چاهيندا آهيون ته ان جي آسودن تي احڪام موڪليندا آهيون پوءِ اهي ان ۾

فَحَقَّ عَلَيْهَا الْقَوْلُ فَدَمَّرْنٰهَا تَدْمِيْرًا ﴿١٦﴾ وَكَمْ اَهْلَكْنَا مِنَ

نافرماني ڪندا آهن، پوءِ ان تي ڳالهه پوري ٿي ويندي آهي، پوءِ اسان ان کي تباهه برباد ڪري ڇڏيندا آهيون ۽ اسان ڪيترين

الْقُرُوْنِ مِنْۢ بَعْدِ نُوْحٍ ۭ وَكَفٰى بِرَبِّكَ بِذُنُوْبِ عِبَادِهٖ خَبِيْرًۢا

ئي قومن نوح کان پوءِ هلاڪ ڪري ڇڏيون ۽ تنهنجو رب ڪافي آهي پنهنجي ٻانهن جي گناهن کان باخبر ۽

بَصِيْرًا ﴿١٧﴾ مَنْ كَانَ يُرِيْدُ الْعَاجِلَةَ عَجَّلْنَا لَهٗ فِيْهَا مَا نَشَاۗءُ

ڏسندڙ آهي. جيڪو هن جلدي واري (دنيا) کي چاهيندو اسان ان کي ان مان جلدي ڏيئي ڇڏيون جيڪي

لِمَنْ نُّرِيْدُ ثُمَّ جَعَلْنَا لَهٗ جَهَنَّمَ ۚ يَصْلٰىهَا مَذْمُوْمًا

گهرون جنهن کي گهرون پوءِ ان جي واسطي جهنم مقرر ڪري ڇڏيون، جنهن ۾ داخل ٿئي خوار ڪيل ۽

مَّدْحُوْرًا ﴿١٨﴾ وَمَنْ اَرَادَ الْاٰخِرَةَ وَسَعٰى لَهَا سَعْيَهَا وَهُوَ

تڙيل. ۽ جيڪو آخرت گهري ۽ ان جي لائق ڪوشش ڪري ۽ هجي ايمان

مُؤْمِنٌ فَاُولٰۗىِٕكَ كَانَ سَعْيُهُمْ مَّشْكُوْرًا ﴿١٩﴾ كُلًّا نُّمِدُّ هٰٓؤُلَاۗءِ

وارو پوءِ انهن جي ڪوشش ڪارگر ٿي. اسان سڀني کي مدد ڏيندا آهيون هنن کي

وَهٰٓؤُلَاۗءِ مِنْ عَطَاۗءِ رَبِّكَ ۭ وَمَا كَانَ عَطَاۗءُ رَبِّكَ مَحْظُوْرًا ﴿٢٠﴾

به ۽ هنن کي به تنهنجي رب جي بخشش مان ۽ تنهنجي رب جي بخشش تي ڪا پابندي نه آهي

اُنْظُرْ كَيْفَ فَضَّلْنَا بَعْضَهُمْ عَلٰي بَعْضٍ ۭ وَلَلْاٰخِرَةُ اَكْبَرُ

ڏس اسان انهن مان هڪڙن کي ٻين تي ڪيئن فضيلت ڏني ۽ آخرت بيشڪ درجن ۾ سڀ کان وڏي ۽

دَرَجٰتٍ وَّاَكْبَرُ تَفْضِيْلًا ﴿٢١﴾ لَا تَجْعَلْ مَعَ اللّٰهِ اِلٰــهًا اٰخَرَ فَتَقْعُدَ

فضيلت ۾ سڀ کان مٿي آهي. اي ٻڌندڙ الله سان ٻيو خدا نه ٺاهه جو تون ويهي رهين

ف٤١ ان جو ثواب اهوئي لهندو.

ف٤٢ ان جي گمراهه ٿيڻ جو گناهه ۽ وبال اُن تي.

ف٤٣ هر هڪ جي گناهن جو وبال انهيءَ تي هوندو.

ف٤٤ جيستائين قيامت جي ان جي فرضن کان آگاهه فرمائي ۽ حق واري واٽ انهن تي واضح ڪري ۽ حجت قائم فرمائي.

ف٤٥ ۽ سردارن.

ف٤٦ يعني تڪذيب ڪرڻ واريون اُمتون.

ف٤٧ مثل عاد ۽ ثمود وغيره جي.

ف٤٨ ظاهر ۽ باطن جو ڄاڻندڙ، ان کان ڪجهه لڪائي نه ٿو سگهجي.

ف٤٩ يعني دُنيا جو طلبگار ٿئي.

ف٥٠ اهو ضروري نه آهي ته دُنيا جي طالب جي هر خواهش پوري ڪئي وڃي ۽ ان کي ڏنو وڃي ۽ جيڪو اهو گهري، سو ئي ڏنو وڃي. ايئن نه آهي، بلڪ انهن مان جنهن کي گهرون ٿا ڏيون ٿا ۽ جيڪو چاهيون ٿا ڏيون ٿا. ڪڏهن ايئن به ٿئي ٿو جو محروم ڪري ڇڏيون ٿا ۽ ڪڏهن ايئن ٿئي ٿو جو اهو گهڻو گهري ٿو ۽ ٿورو ڏيون ٿا. ڪڏهن ايئن ته عيش گهري ٿو، ۽ تڪليف ڏيون ٿا. انهن حالتن ۾ ڪافر دُنيا ۽ آخرت ٻنهي جي ٽوٽي ۾ رهيو ۽ جيڪڏهن دُنيا ۾ ڪيس سندس پوري مُراد ڏني ويئي ته پوءِ آخرت جي بد نصيبي ۽ بدبختي. پوءِ ته ڏهن به آهي مؤمن جي خلاف جيڪو آخرت جو طلبگار آهي. جيڪڏهن اهو دنيا ۾ فقيري سان گذاري ويو ته پوءِ آخرت جي دائمي نعمت ان جي لاءِ آهي ۽ جيڪڏهن دُنيا ۾ به الله تعالىٰ جي فضل سان عيش مليس ته پوءِ ان کي ٻنهي جهانن ۾ ڪاميابي. مطلب ته مؤمن هر حال ۾ ڪامياب آهي ۽ ڪافر جيڪڏهن دُنيا ۾ آرام به حاصل ڪري ته چا چوڻ.

ف٥١ ۽ چڱا ڪم ڪري.

ف٥٢ هن آيت مان معلوم ٿيو ته عمل جي مقبوليت جي لاءِ ٽي شيون لازمي آهن. هڪ ته آخرت جو طالب هجڻ يعني نيڪ نيت، ٻيو سعيو يعني عمل کي اهتمام سان ان جي حقن سان ادا ڪرڻ، ٽيون ايمان. جيڪو سڀني کان وڌيڪ ضروري آهي.

ف٥٣ جيڪي دُنيا گهرن ٿا.

ف٥٤ جيڪي آخرت جا طالب آهن.

ف٥٥ دُنيا ۾ سڀني کي روزي ڏيون ٿا ۽ هر هڪ جو انعام ان جي حال جي مطابق.

ف٥٦ دنيا ۾ سڀ ان مان فيض وٺن ٿا، چڱا هجن يا بڇڙا.

ف٥٧ مال، ڪمال، مرتبي ۽ دولت ۾.

مَذۡمُوۡمًا مَّخۡذُوۡلًا ﴿۲۲﴾ وَقَضٰى رَبُّكَ اَلَّا تَعۡبُدُوۡۤا اِلَّاۤ اِيَّاهُ وَ

خوار ڪيل بي مددگار ٿي. ۵۸ ۽ تنهنجي رب حڪم فرمايو ته ان کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي عبادت نہ ڪريو ۽ ماءُ

بِالۡوَالِدَيۡنِ اِحۡسَانًا‌ ؕ اِمَّا يَبۡلُغَنَّ عِنۡدَكَ الۡكِبَرَ اَحَدُهُمَاۤ اَوۡ

پيءُ سان چڱو سلوڪ ڪريو، جيڪڏهن تنهنجي سامهون انهن مان هڪڙو يا ٻئي پوڙهاپ کي پهچي

كِلٰهُمَا فَلَا تَقُلْ لَّهُمَاۤ اُفٍّ وَّلَا تَنۡهَرۡهُمَا وَقُلْ لَّهُمَا قَوۡلًا

وڃن ته انهن کي اُف (هون) به نه چئجانءِ ۶۰ ۽ نه انهن کي جهڙڪ ۽ انهن سان ڳالهه تعظيم واري ڳالهاءِ

كَرِيۡمًا ﴿۲۳﴾ وَاخۡفِضۡ لَهُمَا جَنَاحَ الذُّلِّ مِنَ الرَّحۡمَةِ وَقُلْ رَّبِّ

۶۱ ۽ انهن جي واسطي عاجزي جا پر وڇاءِ ۶۲ نرم دليءَ سان ۽ عرض ڪر اي منهنجا رب تون انهن ٻنهي

ارۡحَمۡهُمَا كَمَا رَبَّيٰنِىۡ صَغِيۡرًا ؕ ﴿۲۴﴾ رَبُّكُمۡ اَعۡلَمُ بِمَا فِىۡ نُفُوۡسِكُمۡ‌ ؕ

تي رحم ڪر جيئن جو انهن ٻنهيءُ مون کي ننڍپڻ ۾ پاليو ۶۳. توهان جو رب خوب ڄاڻي ٿو جيڪي توهان جي دلين ۾ آهي ۶۴

اِنۡ تَكُوۡنُوۡا صٰلِحِيۡنَ فَاِنَّهٗ كَانَ لِلۡاَوَّابِيۡنَ غَفُوۡرًا ﴿۲۵﴾ وَاٰتِ

جيڪڏهن توهان لائق ٿيو ۶۵ ته بيشڪ اهو توبهه ڪندڙن کي بخشڻ وارو آهي. ۽ مائٽن کي

ذَا الۡقُرۡبٰى حَقَّهٗ وَالۡمِسۡكِيۡنَ وَابۡنَ السَّبِيۡلِ وَلَا تُبَذِّرۡ تَبۡذِيۡرًا ﴿۲۶﴾

سندن حق ڏي ۶۶ ۽ مسڪين ۽ مسافر کي ۶۷ ۽ اجايو خرچ نہ ڪر ۶۸.

اِنَّ الۡمُبَذِّرِيۡنَ كَانُوۡۤا اِخۡوَانَ الشَّيٰطِيۡنِ‌ ؕ وَكَانَ الشَّيۡطٰنُ

بيشڪ اجايو خرچ ڪندڙ شيطان جا ڀائر آهن ۶۹ ۽ شيطان پنهنجي رب جو وڏو

لِرَبِّهٖ كَفُوۡرًا ﴿۲۷﴾ وَاِمَّا تُعۡرِضَنَّ عَنۡهُمُ ابۡتِغَآءَ رَحۡمَةٍ مِّنۡ رَّبِّكَ

ناشڪرو آهي ۷۰ جيڪڏهن تون انهن کان ۷۱ منهن ڦيرين پنهنجي رب جي رحمت جي انتظار

تَرۡجُوۡهَا فَقُلْ لَّهُمۡ قَوۡلًا مَّيۡسُوۡرًا ﴿۲۸﴾ وَلَا تَجۡعَلۡ يَدَكَ مَغۡلُوۡلَةً

۾ جنهن جي توکي اميد آهي ته پوءِ تون انهن سان سولي ڳالهه ڪر ۷۲ ۽ پنهنجو هٿ پنهنجي گردن (ڪنڌ)

اِلٰى عُنُقِكَ وَلَا تَبۡسُطۡهَا كُلَّ الۡبَسۡطِ فَتَقۡعُدَ مَلُوۡمًا مَّحۡسُوۡرًا ﴿۲۹﴾

سان ٻڌل نہ رک ۽ نہ ئي پوريءَ طرح سان کولي ڇڏ جو تون ويهين ملامت ڪيل ۽ ٿڪل ۷۳.

اِنَّ رَبَّكَ يَبۡسُطُ الرِّزۡقَ لِمَنۡ يَّشَآءُ وَيَقۡدِرُ‌ؕ اِنَّهٗ كَانَ بِعِبَادِهٖ

بيشڪ تنهنجو رب جنهن کي وڻيس رزق ڪشادو ڏئي ٿو ۷۴ ۽ تنگ ڪري ٿو بيشڪ اهو پنهنجي ٻانهن کي خوب

۵۸ بي يار و مددگار. ۵۹ ضعيفي جو غلبو ٿئي، عضون ۾ طاقت نہ رهي ۽ جيئن تون ننڍپڻ ۾ انهن وٽ بي طاقت هئين، ايئن ئي اهي آخري عمر ۾ تو وٽ رهجي وڃن، بي طاقت. ۶۰ يعني اهڙو ڪو ڪلمو زبان مان نہ ڪڍ ۽ جنهن مان هي سمجهيو وڃي ته انهن جي طرفان طبيعت ۾ ڪجهه بوجهه آهي. ۶۱ ۽ سهڻي ادب سان انهن کي خطاب ڪريو. مسئلو:- ماءُ پيءُ کي سندن نالو وٺي نہ پڪاري، اهو ادب جي خلاف آهي ۽ ان ۾ انهن جي دل آزاري آهي. پر جيڪڏهن اهي سامهون نہ هجن ته پوءِ انهن جو ذڪر نالو وٺي ڪرڻ جائز آهي. مسئلو:- ماءُ پيءُ سان اهڙيءَ طرح ڪلام ڪري، جيئن غلام ۽ خادم آقا سان ڪندو آهي. ۶۲ يعني نرميءَ ۽ نوڙت سان پيش اچ ۽ انهن سان ٿڪل وقت ۾ شفقت ۽ محبت جو برتاءُ ڪر جو انهن تنهنجي مجبوري جي وقت توکي محبت سان پاليو هو ۽ جيڪا شيءِ انهن کي درڪار هئي اها انهن تي خرچ ڪرڻ ۾ دير نہ ڪر. ۶۳ مطلب هي آهي ته دنيا ۾ بهتر سلوڪ ۽ خدمت ۾ ڪيترو به مبالغو ڪيو وڃي، پر والدين جي احسان جو حق ادا نہ ٿو ٿئي. تنهن ڪري ٻانهي کي گهرجي ته بارگاهِ الاهي ۾ انهن تي فضل ۽ رحمت فرمائڻ جي دُعا ڪري ۽ عرض ڪري ته يا رب! منهنجون خدمتون انهن جي احسان جي جزا نہ ٿيون ٿي سگهن. تون انهن تي ڪرم فرماءِ جو انهن جي احسان جو بدلو ٿئي. مسئلو:- هن آيت مان ثابت ٿيو ته مسلمان جي لاءِ رحمت ۽ مغفرت جي دُعا جائز ۽ اُن کي فائدو پهچائڻ واري آهي. مُئلن جي ايصالِ ثواب ۾ به انهن جي لاءِ رحمت جي دُعا ٿيئي ٿي، انهيءَ ڪري ان لاءِ هيءَ آيت اصل آهي. مسئلو:- والدين ڪافر هجن ته انهن جي لاءِ هدايت ۽ ايمان جي دُعا ڪري ته اهوئي انهن جي حق ۾ رحمت آهي. حديث شريف ۾ آهي ته والدين جي رضا ۾ الله تعالىٰ جي رضا ۽ انهن جي ناراضگي ۾ الله تعالىٰ جي ناراضگي آهي. ٻي حديث شريف ۾ آهي ته والدين جو فرمانبردار جهنمي نہ ٿيندو ۽ انهن جو نافرمان ڪجهه به عمل ڪري عذاب ۾ گرفتار ٿيندو. هڪ ٻي حديث ۾ آهي ته محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن فرمايو ته والدين جي نافرمانيءَ کان بچو هن ڪري جو جنت جي خوشبوءِ هزار سالن جي واٽ تائين اچي ٿي ۽ نافرمان اها خوشبوءِ نہ لهندو. اهڙيءَ طرح نہ مٽي مائٽي ڇننڌڙ، نہ پوڙهو زاني، نہ تڪبر مان پنهنجي گوڏي پيڙين کان هيٺ لڙڪائڻ وارو. ۶۴ والدين جي اطاعت جو ارادو ۽ انهن جي خدمت جو ذوق. ۶۵ ۽ توهان کان والدين جي خدمت ۾ ڪوتاهي واقع ٿي، پوءِ توهان توبهه ڪئي. ۶۶ ۽ انهن سان مِٽي مائٽي ڳنڍ ۽ محبت، ميل جول، خبرگيري ۽ موقعي تي مدد ۽ ڀاڻ ۾ سهڻو وقت گذارڻ. مسئلو:- ۽ جيڪڏهن اهي محارم مان هجن ۽ محتاج ٿي وڃن ته پوءِ انهن جو خرچ ڪڻ به انهن جو حق آهي ۽ طاقت واري رشتيدار تي لازم آهي. ڪن مفسرن هن آيت جي



تفسير ۾ هي به چيو آهي رشتيدارن مان محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن سان قرابت رکڻ وارا مُراد آهن ۽ انهن جو حق خُمس ڏيڻ ۽ انهن جي تعظيم ۽ توقير ادا ڪرڻ آهي. ۶۷ انهن جو حق ڏيو يعني زڪوٰة. ۶۸ يعني ناجائز ڪم ۾ خرچ نہ ڪر. حضرت ابن مسعود رضي الله تعالىٰ عنه فرمايو ته تبذير مال جو ناحق ۾ خرچ ڪرڻ آهي. ۶۹ جو انهن جي رستي تي هلن ٿا. ۷۰ پوءِ ان جي واٽ اختيار ڪرڻ نہ گهرجي. ۷۱ هيءَ آيت محبوب رحمت عالم صلى الله عليه وسلم جن جي صحابه ڪرام مهجع، بلال، صهيب، سالم ۽ خبّاب جي شان ۾ نازل ٿي، جيڪي هر وقت محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن کان پنهنجن حاجتن ۽ ضرورتن جي لاءِ سوال ڪندا رهندا هئا. جيڪڏهن ڪنهن وقت محبوب سائين جن وٽ ڪجهه نہ هوندو هو ته ٻاڻ ڪريم حياءَ انهن کان منهن موڙيندا هئا ۽ خاموش ٿي ويندا هئا هن انتظار ۾ ته الله تعالىٰ ڪجهه موڪلي ته انهن کي عطا فرمائڻ. ۷۲ يعني انهن جي خوشدلي جي لاءِ ساڻن وعدو ڪريو يا انهن جي حق ۾ دُعا فرمايو. ۷۳ هي تمثيل آهي، جنهن سان انفاق يعني خرچ ڪرڻ ۾ اعتدال ملحوظ رکڻ جي هدايت منظور آهي ۽ هي ٻڌايو وڃي ٿو ته نہ توهان هن طرح هٿ روڪيو جو بلڪل خرچ ئي نہ ڪريو ۽ هي معلوم ٿئي ته گويا هٿ ڪنڌ سان ٻڌو ويو آهي، ڏيڻ جي لاءِ چُري ئي نہ ٿو سگهي. ايئن ڪرڻ ملامت جو سبب ٿئي ٿو جو بخيل ڪنجوس کي سڀ برو چون ٿا ۽ نہ اهڙو هٿ کوليو جو پنهنجي ضروريات جي لاءِ باقي ڪجهه به نہ رهي. شانِ نزول:- هڪ مسلمان عورت جي اڳيان هڪ يهودي عورت، حضرت موسىٰ عليه السلام جي سخاوت جو بيان ڪيو ۽ ان ۾ هن حد تائين مبالغو ڪيائين جو حضرت محبوب رحمت عالم صلى الله عليه وسلم جن تي ترجيح ڏنائين ۽ چيائين ته حضرت موسىٰ عليه السلام جي سخاوت هن انتها تي پهتل هئي جو پنهنجي ضرورت کان علاوه جيڪو ڪجهه به وٽس هوندو هو، سائل کي ڏيئي ڇڏڻ کان دريغ نہ فرمائيندو هو. اها ڳالهه مسلمان عورت کي ناپسند لڳي ۽ ان چيو ته نبي سڀ ڳورا سڀ فضل ۽ ڪمال وارا آهن. حضرت موسىٰ عليه السلام جي سخاءِ ۽ بخشش ۾ ڪو شبهو نہ آهي، پر حضور محبوب رحمت عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جو مرتبو سڀني کان اعلىٰ آهي ۽ اهو چيو ان گهر ۾ ته يهودي عورت کي حضرت محبوب رحمت عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي سخاءِ ڪرم جي آزمائش ڪرائي وڃي، سو اُن پنهنجي ننڍي ڌيءَ کي محبوب ڪريم عليه الصلوٰة والسلام جن جي خدمت ۾ موڪليو ته محبوب ٻاجهاري کان وڃي قميص گهري. ٻاجه ڀري محبوب سائين جن وٽ ان وقت هڪ ئي قميص هئي، جيڪا جسم اقدس تي پاتل هئي، اها لاهي عطا فرمائي ڇڏيائون ۽ پاڻ پنهنجي دولت سراءِ اقدس ۾ تشريف رکيائون، ان سبب باهر تشريف فرما نہ ٿيا، ايستائين جو آذان جو وقت آيو، آذان ٿي، صحابه ڪرام انتظار ڪيو، محبوب سائين تشريف فرما نہ

خَبِيْرًا بَصِيْرًا ﴿۳۰﴾ وَلَا تَقْتُلُوْٓا اَوْلَادَكُمْ خَشْيَةَ اِمْلَاقٍ ۭ نَحْنُ

جاڻي ف٧٥ ڏسي ٿو. ۽ پنهنجي اولاد کي قتل نه ڪريو سُڃائيءَ جي خوف کان ف٧٦ ، اسان انهن کي

نَرْزُقُهُمْ وَاِيَّاكُمْ ۭ اِنَّ قَتْلَهُمْ كَانَ خِطْاً كَبِيْرًا ﴿۳۱﴾ وَلَا تَقْرَبُوا

به روزي ڏينداسين ۽ توهان کي به بيشڪ انهن جو قتل وڏو گناهه آهي . ۽ بدڪاريءَ جي قريب

الزِّنٰىٓ اِنَّهٗ كَانَ فَاحِشَةً ۭ وَسَاۗءَ سَبِيْلًا ﴿۳۲﴾ وَلَا تَقْتُلُوا النَّفْسَ

نه وڃو بيشڪ اها بي حيائي آهي نهايت ئي بُري واٽ . ۽ ڪنهن به ساهه ، جنهن جي عزت الله

الَّتِيْ حَرَّمَ اللّٰهُ اِلَّا بِالْحَقِّ ۭ وَمَنْ قُتِلَ مَظْلُوْمًا فَقَدْ جَعَلْنَا

رکي آهي ناحق قتل نه ڪريو ۽ جيڪو ناحق ماريو وڃي پوءِ بيشڪ اسان جي وارث کي

لِوَلِيِّهٖ سُلْطٰنًا فَلَا يُسْرِفْ فِّي الْقَتْلِ ۭ اِنَّهٗ كَانَ مَنْصُوْرًا ﴿۳۳﴾

طاقت ڏني آهي ف٧٧ پوءِ اهو قتل ۾ حد نه ٽپي ف٧٨ ضرور ان جي مدد ٿيڻي آهي ف٧٩ .

وَلَا تَقْرَبُوْا مَالَ الْيَتِيْمِ اِلَّا بِالَّتِيْ هِيَ اَحْسَنُ حَتّٰى يَبْلُغَ

۽ يتيم جي مال جي ويجهو نه وڃو مگر ان واٽ سان جيڪا ڏيک چڱي آهي ف٨٠ ايستائين جو اهو پنهنجي

اَشُدَّهٗ ۠ وَاَوْفُوْا بِالْعَهْدِ ۚ اِنَّ الْعَهْدَ كَانَ مَسْــــُٔوْلًا ﴿۳۴﴾ وَاَوْفُوا

جوانيءَ کي پهچي ف٨١ ۽ واعدو پورو ڪريو ف٨٢ بيشڪ واعدي بابت پڇا ٿيڻي آهي . ۽ ماپ ڪريو

الْكَيْلَ اِذَا كِلْتُمْ وَزِنُوْا بِالْقِسْطَاسِ الْمُسْتَقِيْمِ ۭ ذٰلِكَ خَيْرٌ

ته پورو پورو ماپي ڏيو ۽ سڌي ترازي سان توري ڏيو ، اهو بهتر آهي ۽ نتيجي جي

وَّاَحْسَنُ تَاْوِيْلًا ﴿۳۵﴾ وَلَا تَقْفُ مَا لَيْسَ لَكَ بِهٖ عِلْمٌ ۭ اِنَّ السَّمْعَ

اعتبار کان سهڻو . ۽ ان ڳالهه پٺيان نه پئو جنهن جي توکي ڄاڻ نه آهي ف٨٣ بيشڪ ڪن ۽

وَالْبَصَرَ وَالْفُؤَادَ كُلُّ اُولٰۗىِٕكَ كَانَ عَنْهُ مَسْــــُٔوْلًا ﴿۳۶﴾ وَلَا تَمْشِ

اکيون ۽ دل سڀني کان پڇا ٿيڻي آهي ف٨٤ . ۽ زمين ۾

فِي الْاَرْضِ مَرَحًا ۚ اِنَّكَ لَنْ تَخْرِقَ الْاَرْضَ وَلَنْ تَبْلُغَ الْجِبَالَ

اڪڙ ڪري نه هل ف٨٥ بيشڪ تون زمين کي هرگز چيري نه سگهندين ۽ هرگز پهاڙن جي اوچائيءَ کي نه

طُوْلًا ﴿۳۷﴾ كُلُّ ذٰلِكَ كَانَ سَيِّئُهٗ عِنْدَ رَبِّكَ مَكْرُوْهًا ﴿۳۸﴾ ذٰلِكَ مِمَّآ

پهچندين ف٨٦ . اهو جو ڪجهه گذريو انهن مان بُري ڳالهه تنهنجي رب کي ناپسند آهي . هيءَ انهيءَ وحي

ٿيا ته سيني کي ڦڪر ٿيو ، حال معلوم ڪرڻ جي لاءِ دولت سراءِ اقدس ۾ حاضر ٿيا ۽ ڏٺائون جسم مبارڪ تي قميص نه آهي . ان تي هيءَ آيت نازل ٿي . ف٧٤ جنهن کي گهري ، ان جي لاءِ تنگي ڪري ۽ ان کي .

ف٧٥ ۽ انهن جي احوال ۽ مصلحتن کي .

ف٧٦ جاهليت جي زماني ۾ ماڻهو پنهنجين ڌيئرن کي جيئرو دفن ڪري ڇڏيندا هئا ۽ ان جا ڪيترائي سبب هئا . غريبي ۽ مفلسي جو خوف ، ڦرڻ جو خوف ، الله تعالىٰ ان جي منع فرمائي .

ف٧٧ قصاص وٺڻ جو ، مسئلو : هن آيت مان ثابت ٿيو ته قصاص وٺڻ جو حق وارث کي آهي ۽ اُهي ترتيبوار عصبات آهن . مسئلو :- ۽ جنهن جو وارث نه هجي ، تنهن جو وارث بادشاهه آهي .

ف٧٨ ۽ جاهليت جي زماني وانگر هڪ مقتول جي عيوض ۾ ڪيترن کي يا قاتل جي بجاءِ ان جي قوم ۽ جماعت جي ڪنهن ٻئي شخص کي قتل نه ڪري .

ف٧٩ يعني وارث جي يا مقتول مظلوم جي يا ان شخص جي ، جنهن کي وارث ناحق قتل ڪري .

ف٨٠ اها هيءَ آهي ته ان جي حفاظت ڪريو ۽ ان کي وڌايو .

ف٨١ ۽ اها ارڙهن سالن جي عمر آهي . حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما وٽ اهوئي مختار آهي ۽ حضرت امام اعظم ابوحنيفه رضی الله تعالیٰ عنه نشانين ظاهر نه ٿيڻ جي حالت ۾ بلوغت جي انتهائي مدت انهيءَ مان پڪڙي ارڙهن سال قرار ڏني (احمدي) .

ف٨٢ الله تعالىٰ جو به ، ٻانهن جو به .

ف٨٣ يعني جنهن شيءِ کي ڏٺو نه هجي ، ان کي هي نه چئو ته مان ڏٺو ، جنهن کي ٻڌو نه هجي ، ان متعلق نه چئو ته مان ٻڌو . ابن حنفيه کان نقل ٿيل آهي ته ڪوڙي شاهدي نه ڏيو . ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته ڪنهن تي اُهو الزام نه هڻ ، جيڪو توهان نه ڄاڻيندا هجو .

ف٨٤ ته توهان انهن کان ڪهڙو ڪم ورتو .

ف٨٥ تڪبر ۽ وڏائيءَ سان .

ف٨٦ معنىٰ هي آهي ته تڪبر ۽ وڏائي مان ڪو فائدو نه آهي .

اَوْحٰۤى اِلَیْكَ رَبُّكَ مِنَ الْحِكْمَةِ ؕ وَ لَا تَجْعَلْ مَعَ اللّٰهِ اِلٰهًا

منجهان آهي جيڪو تنهنجي رب تنهنجي طرف موڪليو حڪمت جي ڳالهين منجهان وڪ٨٧ ۽ اي ٻڌندڙ الله سان گڏ ٻيو معبود

اٰخَرَ فَتُلْقٰى فِیْ جَهَنَّمَ مَلُوْمًا مَّدْحُوْرًا ﴿۳۹﴾ اَفَاَصْفٰىكُمْ رَبُّكُمْ

نه ٺاهه جو تون سٽيو ويندين جهنم ۾ ملامت ڪيل ڌڪاريل . ڇا توهان جي رب توهان کي پٽ چونڊي

بِالْبَنِیْنَ وَ اتَّخَذَ مِنَ الْمَلٰٓىِٕكَةِ اِنَاثًا ؕ اِنَّكُمْ لَتَقُوْلُوْنَ قَوْلًا

ڏنا ۽ پنهنجي واسطي ملائڪن مان ڌيئرون بڻايائين؟ وڪ٨٨ بيشڪ توهان ڏاڍي وڏي ڳالهه ڪريو

عَظِیْمًا ﴿۴۰﴾ وَ لَقَدْ صَرَّفْنَا فِیْ هٰذَا الْقُرْاٰنِ لِیَذَّكَّرُوْا ؕ وَ مَا یَزِیْدُهُمْ

ٿا وڪ٨٩ ۽ بيشڪ اسان هن قرآن ۾ هر نموني سان بيان فرمايو آهي ف٩٠ جيئن اهي سمجهن و٩١ ۽ ان سان

اِلَّا نُفُوْرًا ﴿۴۱﴾ قُلْ لَّوْ كَانَ مَعَهٗۤ اٰلِهَةٌ كَمَا یَقُوْلُوْنَ اِذًا لَّابْتَغَوْا

انهن کي ڌڪي وڏي مگر نفرت. تون فرماءِ جيڪڏهن ان سان گڏ ٻيا خدا هجن ها جيئن اهي بڪن ٿا تڏهن اهي عرش جي مالڪ و٩٢

اِلٰى ذِی الْعَرْشِ سَبِیْلًا ﴿۴۲﴾ سُبْحٰنَهٗ وَ تَعٰلٰى عَمَّا یَقُوْلُوْنَ عُلُوًّا

جي طرف ڪو رستو ڳولي لهن ها . و٩٣ ان جي پاڪائي ۽ برتري آهي ، انهن جي ڳالهين کان نهايت

كَبِیْرًا ﴿۴۳﴾ تُسَبِّحُ لَهُ السَّمٰوٰتُ السَّبْعُ وَ الْاَرْضُ وَ مَنْ فِیْهِنَّ ؕ وَ اِنْ

وڏي بلندي . ان جي پاڪائي بيان ڪن ٿا ستئي آسمان ۽ زمينون ۽ جيڪي انهن ۾ آهن و٩٤

مِّنْ شَیْءٍ اِلَّا یُسَبِّحُ بِحَمْدِهٖ وَ لٰكِنْ لَّا تَفْقَهُوْنَ تَسْبِیْحَهُمْ ؕ

۽ ڪا به شيءِ نه آهي و٩٥ جيڪا ان کي ساراهيندي ان جي پاڪائي بيان نه ڪري و٩٦ پر توهان انهن جي تسبيح نه ٿا سمجهو و٩٧

اِنَّهٗ كَانَ حَلِیْمًا غَفُوْرًا ﴿۴۴﴾ وَ اِذَا قَرَاْتَ الْقُرْاٰنَ جَعَلْنَا بَیْنَكَ وَ

بيشڪ اهو حلم وارو بخشڻ وارو آهي و٩٨ ۽ اي محبوب جڏهن تو قرآن پڙهيو ، اسان تو تي ۽ انهن ۾

بَیْنَ الَّذِیْنَ لَا یُؤْمِنُوْنَ بِالْاٰخِرَةِ حِجَابًا مَّسْتُوْرًا ﴿۴۵﴾ وَّ جَعَلْنَا

جن جو آخرت تي ايمان نه آهي هڪ لڪل پردو ڪري ڇڏيو و٩٩ ۽ اسان انهن جي دلين

عَلٰى قُلُوْبِهِمْ اَكِنَّةً اَنْ یَّفْقَهُوْهُ وَ فِیْۤ اٰذَانِهِمْ وَقْرًا ؕ وَ اِذَا

تي پردا وجهي ڇڏيا آهن جو ان کي نه سمجهن ۽ انهن جي ڪنن ۾ ٿاٽ ف١٠٠ ۽ جڏهن تون قرآن ۾

ذَكَرْتَ رَبَّكَ فِی الْقُرْاٰنِ وَحْدَهٗ وَلَّوْا عَلٰۤى اَدْبَارِهِمْ نُفُوْرًا ﴿۴۶﴾

پنهنجي اڪيلي رب جي ياد ڪندو آهين ته اهي پٺي ڦيرائي ڀڄن ٿا نفرت ڪندي .

وڪ٨٧ جن جي صحيح هجڻ تي عقل شاهدي ڏئي ۽ انهن سان نفس جي اصلاح ٿئي ، انهن جي حفاظت لازم آهي . ڪن مفسرن فرمايو ته انهن آيتن جو حاصل مطلب توحيد ، نيڪين ۽ عبادتن جو حڪم ڏيڻ ۽ دُنيا کان بي رغبتي ۽ آخرت جي طرف رغبت ڏيارڻ آهي . حضرت ابن عباس رضی اللّٰه تعالیٰ عنهما فرمايو ته اهي ارڙهن آيتون لَا تَجْعَلْ مَعَ اللّٰهِ اِلٰهًا اٰخَرَ کان مَدْحُوْرًا تائين حضرت موسىٰ عليه السلام جي الواح ۾ هيون . انهن جي ابتدا توحيد جي حڪم سان ٿي ۽ انتها شرڪ جي ممانعت تي . هِن مان معلوم ٿيو ته هر حڪمت جو اصل توحيد ۽ ايمان آهي ۽ ڪو به قول ۽ عمل اُن کان سواءِ قابل قبول نه آهي . وڪ٨٨ اها حڪمت جي خلاف ڳالهه ڪهڙي ۽ طرح چئو ٿا . وڪ٨٩ جو الله تعالیٰ جي لاءِ اولاد ثابت ڪريو ٿا ، جيڪا جسم جي خاصيتن مان آهي ۽ الله تعالیٰ ان کان پاڪ آهي . ٻيو ۽ ان ۾ به پنهنجي وڏائي رکو ٿا جو پنهنجي لاءِ پٽ پسند ڪريو ٿا ۽ ان جي لاءِ ڌيئرون تجويز ڪريو ٿا . ڪيتري بي ادبي ۽ گستاخي آهي ! ف٩٠ دليلن سان به ، مثالن سان به حڪمتن سان به ، عبرتن سان به جاءِ بجاءِ ان مضمون کي مختلف نمونن ۽ پيراين ۾ بيان فرمايو . و٩١ ۽ نصيحت قبول ڪن . و٩٢ ۽ حق کان ڏور انهن . و٩٣ ۽ ان سان مقابلو ٿئي ، جيئن بادشاهن جو طريقو آهي . و٩٤ زبانِ حال سان هن طرح ته انهن جو وجود ڪاريگر جي قدرت ۽ حڪمت تي دلالت ڪري ٿو يا زبانِ قال سان ۽ اهوئي صحيح آهي . گهڻيون حديثون ان تي دلالت ڪن ٿيون ۽ سلف کان اهوئي منقول آهي . و٩٥ جماد ، نبات ۽ حيوان مان زنده . و٩٦ حضرت ابن عباس رضی اللّٰه تعالیٰ عنهما فرمايو ، هر زنده شيءِ الله تعالیٰ جي تسبيح ڪري ٿي ۽ هر شيءِ جي زندگي ان جي حيثيت مطابق آهي . مفسرن چيو ته دروازي کولڻ جو آواز ۽ ڇت جو ڇڪڻ به تسبيح ڪرڻ آهي ۽ انهن سڀني جي تسبيح سُبحان الله وبحمده آهي . حضرت ابن مسعود رضی اللّٰه تعالیٰ عنه کان نقل ٿيل آهي ته رسول ڪريم صلی اللّٰه تعالیٰ عليه وسلم جن جي آڱر مبارڪ مان پاڻي جا چشما جاري ٿيندي اسان ڏٺا ۽ هي به اسان ڏٺو ته کائڻ جي وقت ۾ کاڌو تسبيح ڪندو هو (بخاري شريف) . حديث شريف ۾ آهي ته محبوب سيد عالم صلی اللّٰه عليه وسلم جن فرمايو ته مان اُن پٿر کي سڃاڻان ٿو ، جيڪو مهنجي بعثت جي زماني ۾ مون کي سلام ڪندو هو (مسلم شريف) . ابن عمر رضی اللّٰه تعالیٰ عنهما کان روايت آهي ته محبوب رسول ڪريم صلی اللّٰه تعالیٰ عليه وسلم جن ڪاٺي جي هڪ ٿنڀي سان ٽيڪ فرمائي خطبو فرمائيندا هئا . جڏهن منبر ٺاهيو ويو ۽ محبوب سائين منبر تي جلوه افروز ٿيا ، تڏهن اهو ٿنڀو رنو ۽ محبوب ڪريم عليه الصلوٰة والتسليمات جن ان تي ڪرم جو هٿ گهمايو ۽ شفقت فرمائي ۽ تسڪين ڏني (بخاري شريف) . انهن سڀني حديثن مان جماد جو ڪلام ۽ تسبيح ڪرڻ ثابت ٿيو . وڪ٩٧ ٻولين جي مختلف هجڻ جي ڪري يا سمجهڻ جي ڏکيائي جي سبب . وڪ٩٨ جو ٻانهن جي غفلت تي عذاب ۾ جلدي نه ٿو فرمائي . و٩٩ جو اهي توهان کي ڏسي نه سگهيا . شان نزول . جڏهن آيت تَبَّتْ يَدَا نازل ٿي . تڏهن ابولهب جي زال پٿر کڻي آئي . محبوب سائين جن حضرت ابوبڪر رضي الله تعالیٰ عنه سان گڏ تشريف فرما هئا . ان محبوب سائين جن کي نه ڏٺو ۽ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنه کي چوڻ لڳي ، توهان جو آقا ڪٿي آهي ؟ مون کي معلوم ٿيو آهي ته ان منهنجي گلا ڪئي آهي . حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنه فرمايو ته اهي شعرگوئي ڪون ٿا ڪن ، ٻيو ۽ اُها هي چوندي واپس ٿي ته مان سندن مٿو ڪچلڻ جي لاءِ هي پٿر آڻيندو هوس . حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالیٰ عنه ، محبوب رحمت عالم صلي الله عليه وسلم جن کي عرض ڪيو ته ان محبوب سائين کي ڏٺو نه آهي . پاڻ فرمايائون ته منهنجي ۽ ان جي وچ ۾ هڪ ملائڪ حائل رهيو . اِن واقعي جي متعلق هي آيت نازل ٿي . ف١٠٠ بوجهه ، جنهن جي ڪري اُهي قرآن شريف نه ٿا ٻڌن .

نَحْنُ اَعْلَمُ بِمَا یَسْتَمِعُوْنَ بِهٖۤ اِذْ یَسْتَمِعُوْنَ اِلَیْكَ وَ اِذْ هُمْ

اسان خُوب ڄاڻون ٿا جنهن لاءِ اهي ٻُڌن ٿا ف۱۰۱ جڏهن تنهنجي طرف ڪن لڳائن ٿا ۽ جڏهن پاڻ ۾

نَجْوٰۤى اِذْ یَقُوْلُ الظّٰلِمُوْنَ اِنْ تَتَّبِعُوْنَ اِلَّا رَجُلًا مَّسْحُوْرًا ﴿۴۷﴾

مشورو ڪندا آهن جڏهن جو ظالم چوندا آهن توهان نه پٺيان نه لڳا آهيو مگر هڪ اهڙي ماڻهو جي جنهن تي جادو ٿيل آهي

اُنْظُرْ كَیْفَ ضَرَبُوْا لَكَ الْاَمْثَالَ فَضَلُّوْا فَلَا یَسْتَطِیْعُوْنَ

ف۱۰۲ ڏس انهن تنهنجي واسطي ڪهڙا مثال ڏنا ۽ گمراهه ٿيا جو رستو نه ٿا لهي

سَبِیْلًا ﴿۴۸﴾ وَ قَالُوْۤا ءَاِذَا كُنَّا عِظَامًا وَّ رُفَاتًا ءَاِنَّا لَمَبْعُوْثُوْنَ خَلْقًا

سگهن. ۽ چوڻ لڳا ڇا جڏهن اسان هڏا ۽ ذرا ذرا ٿي وينداسين ڇا سچ پچ نئين سر نهي اٿاريا

جَدِیْدًا ﴿۴۹﴾ قُلْ كُوْنُوْا حِجَارَةً اَوْ حَدِیْدًا ﴿۵۰﴾ اَوْ خَلْقًا مِّمَّا یَكْبُرُ

وينداسين ف۱۰۳ تون فرماءِ ته پٿر يا لوهه ٿي وڃو. يا ٻي مخلوق جيڪا توهان جي خيال ۾

فِیْ صُدُوْرِكُمْ ۚ فَسَیَقُوْلُوْنَ مَنْ یُّعِیْدُنَا ؕ قُلِ الَّذِیْ فَطَرَكُمْ

وڏي هجي ف۱۰۴ پوءِ اجهو چوندا اسان کي ورِي ڪير پيدا ڪندو؟ تون فرماءِ اهو ئي جنهن توهان کي

اَوَّلَ مَرَّةٍ ۚ فَسَیُنْغِضُوْنَ اِلَیْكَ رُءُوْسَهُمْ وَ یَقُوْلُوْنَ مَتٰى هُوَ ؕ

پهرين ڀيري پيدا ڪيو، پوءِ هاڻي تنهنجي طرف مسخري سان مٿو لوڏي چوندا اهو ڪڏهن آهي ف۱۰۵

قُلْ عَسٰۤى اَنْ یَّكُوْنَ قَرِیْبًا ﴿۵۱﴾ یَوْمَ یَدْعُوْكُمْ فَتَسْتَجِیْبُوْنَ بِحَمْدِهٖ

تون فرماءِ شايد ته ويجهو ئي هجي. جنهن ڏينهن اهو توهان کي سڏيندو ف۱۰۶ پوءِ توهان ان جي تعريف ڪندي

وَ تَظُنُّوْنَ اِنْ لَّبِثْتُمْ اِلَّا قَلِیْلًا ﴿۵۲﴾ وَ قُلْ لِّعِبَادِیْ یَقُوْلُوا الَّتِیْ

هليا ايندو ۽ ف۱۰۷ سمجهندؤ ته توهان نه رهيا مگر ٿورو ف۱۰۸ ۽ منهنجن ف۱۰۹ ٻانهن کي فرماءِ ف۱۱۰ اها ڳالهه چون

هِیَ اَحْسَنُ ؕ اِنَّ الشَّیْطٰنَ یَنْزَغُ بَیْنَهُمْ ؕ اِنَّ الشَّیْطٰنَ كَانَ

جيڪا سڀ کان چڱي هجي ف۱۱۱ بيشڪ شيطان انهن جي وچ ۾ فساد وجهي ٿو، بيشڪ شيطان ماڻهوءَ

لِلْاِنْسَانِ عَدُوًّا مُّبِیْنًا ﴿۵۳﴾ رَبُّكُمْ اَعْلَمُ بِكُمْ ؕ اِنْ یَّشَاْ یَرْحَمْكُمْ

جو کليل دُشمن آهي. توهان جو رب توهان کي خوب ڄاڻي ٿو، اهو گهري ته توهان تي رحم ڪري ف۱۱۲

اَوْ اِنْ یَّشَاْ یُعَذِّبْكُمْ ؕ وَ مَاۤ اَرْسَلْنٰكَ عَلَیْهِمْ وَكِیْلًا ﴿۵۴﴾ وَ رَبُّكَ

گهري ته توهان کي عذاب ڏئي، ۽ اسان توکي انهن تي وڪيل بڻائي نه موڪليو ف۱۱۳. ۽ تنهنجو رب

ف۱۰۱ يعني ٻُڌن ٿا مسخري ۽ تڪذيب جي لاءِ.

ف۱۰۲ پوءِ انهن مان ڪي توهان کي مجنون چون ٿا، ڪي ساحر، ڪي ڪاهن ۽ ڪي شاعر چون ٿا.

ف۱۰۳ اِها ڳالهه انهن وڏي تعجب سان چئي ته مرڻ ۽ مٽي ۾ ملي وڃڻ کان پوءِ زنده ڪرڻ کي انهن گهڻو ڏور ڄاتو. الله تعالیٰ انهن جو رد فرمايو ۽ پنهنجي حبيب عليه الصلوٰة والسلام جن کي ارشاد فرمايو.

ف۱۰۴ ۽ حياتي کان پري هجي. جان ان سان ڪڏهن متعلق نه ٿي هجي، پوءِ به الله تعالیٰ توهان کي جيئرو ڪندو ۽ پهرين حالت جي طرف واپس فرمائيندو، ڪهڙي به جاءِ تي هڏيون ۽ ان جي جسم جا ٽڪرا هجن، انهن کي جيئرو ڪرڻ ان جي قدرت کان ڪهڙو پري آهي. انهن سان ته جان پهريائين متعلق رهي چڪي آهي.

ف۱۰۵ يعني قيامت ڪڏهن قائم ٿيندي ۽ مُئل ڪڏهن اٿاريا ويندا.

ف۱۰۶ قبرن کان قيامت جي ميدان جي جاءِ جي طرف.

ف۱۰۷ پنهنجن مٿن مان مِٽي ڇنڊيندي ۽ سُبْحَانَكَ اللّٰهُمَّ وَبِحَمْدِكَ چوندي ۽ هي اقرار ڪندي ته الله تعالیٰ ئي پيدا ڪرڻ وارو ۽ مرڻ کان پوءِ اٿارڻ وارو آهي.

ف۱۰۸ دنيا ۾ يا قبرن ۾. ف۱۰۹ ايمان وارن. ف۱۱۰ ته اهي ڪافرن کي.

ف۱۱۱ نرم هجي يا پاڪ هجي، ادب ۽ تهذيب جي هجي، ارشاد ۽ هدايت جي هجي. ڪافر جيڪڏهن بيهودگي ڪن ته انهن جو جواب ساڳئي انداز ۾ نه ڏنو وڃي.
شان نزول:- مُشرڪ، مسلمانن سان بُرو ڳالهائيندا ۽ انهن کي تڪليفون ڏيندا هُئا. انهن حضور محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن کي ان جي شڪايت ڪئي، ان تي هي آيت ڪريمه نازل ٿي ۽ مسلمانن کي ٻُڌايو ويو ته اهي ڪافرن جي جاهلانه ڳالهين ۾ اُهڙو ئي جواب نه ڏين، صبر ڪن ۽ يَهْدِيْكُمُ اللّٰهُ چون. اهو حُڪم قتال ۽ جهاد جي حُڪم کان اڳ هو، بعد ۾ منسوخ ٿي ويو ۽ ارشاد فرمايو ويو يٰاَيُّهَا النَّبِيُّ جَاهِدِ الْكُفَّارَ وَالْمُنٰفِقِيْنَ وَاغْلُظْ عَلَيْهِمْ ۽ هڪ قول هي آهي ته هيءَ آيت حضرت عمر فاروق اعظم رضی الله تعالیٰ عنه جي حق ۾ نازل ٿي. هڪ ڪافر سندن شان ۾ بيهوده ڪلمو زبان مان ڪڍيو هو، الله تعالیٰ کيس صبر ڪرڻ ۽ معاف ڪرڻ جو حڪم ڏنو.

ف۱۱۲ ۽ توهان کي توبه ۽ ايمان جي توفيق عطا فرمائي.

ف۱۱۳ جو توهان انهن جي اعمال جا ذميوار ٿيو.

اَعۡلَمُ بِمَنۡ فِی السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ ؕ وَلَقَدۡ فَضَّلۡنَا بَعۡضَ النَّبِیّٖنَ

خوب ڄاڻي ٿو جيڪي به آسمانن ۽ زمين ۾ آهن ف١١٤ ۽ بيشڪ اسان هڪڙن نبين کي ٻين تي فضيلت

عَلٰی بَعۡضٍ وَّاٰتَیۡنَا دَاوٗدَ زَبُوۡرًا ﴿۵۵﴾ قُلِ ادۡعُوا الَّذِیۡنَ زَعَمۡتُمۡ مِّنۡ

ڏني ف١١٥ ۽ داؤد کي زبور عطا فرمايو ف١١٦ تون فرماءِ پڪاريو انهن کي جن کي الله کان سواءِ گمان

دُوۡنِہٖ فَلَا یَمۡلِکُوۡنَ کَشۡفَ الضُّرِّ عَنۡکُمۡ وَلَا تَحۡوِیۡلًا ﴿۵۶﴾ اُولٰٓئِکَ

ڪندا آهيو پوءِ اهي نه اختيار نٿا رکن توهان کان تڪليف ٽارڻ جو ۽ نه ڦيرڻ جو ف١١٧.

الَّذِیۡنَ یَدۡعُوۡنَ یَبۡتَغُوۡنَ اِلٰی رَبِّہِمُ الۡوَسِیۡلَۃَ اَیُّہُمۡ اَقۡرَبُ

اهي مقبول ٻانها جن جي اهي ڪافر پوڄا ڪندا آهن ف١١٨ اهي پاڻ ئي پنهنجي رب جي طرف وسيلو ڳوليندا آهن ته انهن مان ڪير وڌيڪ

وَیَرۡجُوۡنَ رَحۡمَتَہٗ وَیَخَافُوۡنَ عَذَابَہٗ ؕ اِنَّ عَذَابَ رَبِّکَ کَانَ

ويجهو آهي ف١١٩ ان جي رحمت ۾ اميد رکندي ۽ ان جي عذاب کان ڊڄندا آهن، ف١٢٠ بيشڪ تنهنجي رب جو عذاب ڊڄڻ جي

مَحۡذُوۡرًا ﴿۵۷﴾ وَاِنۡ مِّنۡ قَرۡیَۃٍ اِلَّا نَحۡنُ مُہۡلِکُوۡہَا قَبۡلَ یَوۡمِ الۡقِیٰمَۃِ

شيءِ آهي ۽ ڪو به ڳوٺ نه آهي مگر هي ته اسان ان کي قيامت جي ڏينهن کان اڳي تباهه ڪنداسين

اَوۡ مُعَذِّبُوۡہَا عَذَابًا شَدِیۡدًا ؕ کَانَ ذٰلِکَ فِی الۡکِتٰبِ مَسۡطُوۡرًا ﴿۵۸﴾

يا ان کي سخت عذاب ڏينداسين ف١٢١ هي ڪتاب ۾ ف١٢٢ لکيل آهي.

وَمَا مَنَعَنَاۤ اَنۡ نُّرۡسِلَ بِالۡاٰیٰتِ اِلَّاۤ اَنۡ کَذَّبَ بِہَا الۡاَوَّلُوۡنَ ؕ وَ

۽ اسان اهڙين نشانين موڪلڻ کان هن ڪري رُڪياسين جو انهن کي اڳين ڪوڙو سمجهيو ف١٢٣

اٰتَیۡنَا ثَمُوۡدَ النَّاقَۃَ مُبۡصِرَۃً فَظَلَمُوۡا بِہَا ؕ وَمَا نُرۡسِلُ بِالۡاٰیٰتِ اِلَّا

۽ اسان ثمود کي ف١٢٤ ڏاچي ڏني اکين کولڻ جي واسطي ف١٢٥ پوءِ انهن ان تي زيادتي ڪئي ف١٢٦ ۽ اسان اهڙيون نشانيون

تَخۡوِیۡفًا ﴿۵۹﴾ وَاِذۡ قُلۡنَا لَکَ اِنَّ رَبَّکَ اَحَاطَ بِالنَّاسِ ؕ وَمَا جَعَلۡنَا

نه موڪليندا آهيون مگر ڊيڄارڻ جي واسطي ف١٢٧ ۽ جڏهن اسان توکي فرمايو ته سمورا ماڻهو تنهنجي رب جي قابو هيٺ آهن ف١٢٨ ۽ اسان نه ڪيو اهو

الرُّءۡیَا الَّتِیۡۤ اَرَیۡنٰکَ اِلَّا فِتۡنَۃً لِّلنَّاسِ وَالشَّجَرَۃَ الۡمَلۡعُوۡنَۃَ فِی

ڏيکارڻ ف١٢٩ جو توکي ڏيکاريو هو ف١٣٠ مگر ماڻهن جي آزمائش جي واسطي ف١٣١ ۽ اهو وڻ جنهن تي قرآن ۾ لعنت

الۡقُرۡاٰنِ ؕ وَنُخَوِّفُہُمۡ ۙ فَمَا یَزِیۡدُہُمۡ اِلَّا طُغۡیَانًا کَبِیۡرًا ﴿۶۰﴾ ع وَاِذۡ قُلۡنَا

آهي ف١٣٢ ۽ اسان انهن کي ڊيڄاريندا آهيون ف١٣٣ پوءِ انهن کي زياده نٿيندي آهي مگر وڏي سرڪشي. ۽ ياد ڪريو جڏهن

ف١١٤ سڀني جي احوال کي ۽ ان کي نه ڪير ڪنهن جي لائق آهي. ف١١٥ مخصوص فضائل سان، جيئن حضرت ابراهيم عليه السلام کي خليل ڪيو، حضرت موسىٰ عليه السلام کي ڪليم ۽ محبوب سيّد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن کي حبيب. ف١١٦ زبور ڪتابِ الاهي آهي، جيڪو حضرت داؤد عليه السلام تي نازل ٿيو، هن ۾ هڪ سؤ پنجاهه سورتون آهن. سڀني ۾ دُعا ۽ الله تعالىٰ جي ثنا ۽ ان جي تحميد ۽ تمجيد آهي، نه ان ۾ حلال ۽ حرام جو بيان، نه فرائض، نه حدود ۽ احڪام. هن آيت ۾ خصوصيت سان حضرت داؤد عليه السلام جو نالو وٺي ذڪر فرمايو ويو. مفسرن ان جا چند سبب بيان ڪيا آهن: هڪ هي ته هن آيت ۾ بيان فرمايو ويو ته نبين سڳورن کي الله تعالىٰ ڪن کي ڪن تي فضيلت ڏني، پوءِ ارشاد ڪيائين ته حضرت داؤد عليه السلام کي زبور عطا ڪيو هن جي باوجود ته حضرت داؤد عليه السلام کي نبوت سان گڏ ملڪ عطا ڪيو هو، پر ان جو ذڪر نه فرمايائين. هن ۾ تنبيه آهي ته آيت ۾ جنهن فضيلت جو ذڪر آهي، اها علم جي فضيلت آهي. نه مال ۽ ملڪ جي فضيلت. ٻيو سبب هي آهي ته الله تعالىٰ زبور ۾ فرمايو آهي ته (محبوب) محمّد خاتم الانبياء آهن ۽ سندن امت خيرالامم، انهي سبب کان آيت ۾ حضرت داؤد عليه السلام ۽ زبور جو ذڪر خصوصيت سان فرمايو ويو. ٽيون سبب هي آهي ته يهودين جو گمان هو ته حضرت موسىٰ عليه السلام کان پوءِ ڪو به نبي نه آهي ۽ توريت کان پوءِ ڪو به ڪتاب نه آهي. هن آيت ۾ حضرت داؤد عليه السلام کي زبور عطا فرمائڻ جو ذڪر ڪري يهودين جي تڪذيب ڪئي وئي ۽ انهن جي دعوىٰ جو بطلان ظاهر فرمايو ويو. مطلب ته هيءَ آيت محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي فضيلت ڪبرىٰ تي دلالت ڪري ٿي. قطعه

اے وصف تو در کتابِ موسیٰ ؛ وے نعتِ تو در زبورِ داود.

مقصود توئی ز آفرینش ؛ باقی بہ طفیلِ تست موجود.

ف١١٧ شان نزول:۔ ڪافر جڏهن سخت ڏڪر ۾ مبتلا ٿيا ۽ نوبت ايستائين پهتي جو ڪتا ۽ مردار به کائي ويا ۽ مجبور ٿي محبوب پاڪ صاحب لولاڪ صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي حضور ۾ فرياد آندائون ۽ ڪين دُعا جي التجا ڪيائون. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ فرمايو ويو ته جڏهن بُتن کي خدا مڃيو ٿا، ته پوءِ ان وقت انهن کي سڏيو ۽ اُهي توهان جي مدد ڪن ۽ جڏهن توهان ڄاڻو ٿا ته اهي توهان جي مدد نٿا ڪري سگهن ته پوءِ انهن کي ڇو معبود ناهيو ٿا. ف١١٨ جيئن حضرت عيسىٰ، حضرت عزير ۽ ملائڪ. شان نزول:۔ ابن مسعود رضى الله تعالىٰ عنه فرمايو ته هي آيت عرب جي هڪ جماعت جي حق نازل ٿي، جيڪي جنن جي هڪ ٽولي کي پوڄيندا هئا. انهن جنن اسلام آندو ۽ انهن جي پوڄيندڙن کي خبر نه ٿي. الله تعالىٰ هي آيت نازل فرمائي ۽ ڪين عار ڏياريو.

ع ٦ ٨ ٦

منزل ٤

ف١١٩ ته جيئن جيڪو سڀني کان وڌيڪ مقرب هجي ان کي وسيلو بڻائين. مسئلو:۔ هن مان معلوم ٿيو ته مقرب ٻانهن کي بارگاهِ الاهي ۾ وسيلو بڻائڻ جائز ۽ الله تعالىٰ جي مقبول ٻانهن جو اهو ئي طريقو آهي. ف١٢٠ ڪافر انهن کي ڪهڙي طرح معبود سمجهن ٿا. ف١٢١ قتل وغيره سان جڏهن اهي ڪفر ڪن ۽ گناهن ۾ مُبتلا ٿين. حضرت ابن مسعود رضى الله تعالىٰ عنه فرمايو ته جنهن ڳوٺ ۾ زنا ۽ وياج جي گهڻائي ٿئي ٿي ته الله تعالىٰ ان جي هلاڪت جو حڪم ڏئي ٿو. ف١٢٢ لوح محفوظ ۾. ف١٢٣ ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته مڪي وارن نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن کي چيو هو ته صفا جبل کي سونو ڪريو ۽ جبلن کي مڪي جي سرزمين کان هٽايو، ان تي الله تعالىٰ پنهنجي حبيب ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن کي وحي فرمايو ته توهان جي امت کي مهلت ڏني وڃي ۽ جيڪڏهن توهان فرمايو ته جيڪو انهن طلب ڪيو آهي سو پورو ڪيو وڃي، پر جيڪڏهن پوءِ به اهي ايمان نه آڻين ته پوءِ ڪين هلاڪ ڪري تباهه ۽ برباد ڪيو ويندو، هن ڪري ته اسان جي سنت اها ئي آهي ته جڏهن ڪا قوم نشاني طلب ڪري ايمان نه ٿي آڻي، تڏهن اسان ان کي هلاڪ ڪري ڇڏيون ٿا ۽ مهلت نٿا ڏيون. ايئن ئي اسان اڳين سان ڪيو آهي، انهي بيان ۾ هيءَ آيت نازل ٿي. ف١٢٤ سندس طلب مطابق. ف١٢٥ يعني واضح حجت. ف١٢٦ ۽ ڪفر ڪيائون جو ان جي مِنَ اللهِ هجڻ کان انڪاري ٿي ويا. ف١٢٧ جلد اچڻ واري عذاب کان. ف١٢٨ ان جي قدرت جي قبضي ۾، پوءِ توهان تبليغ فرمايو ۽ ڪنهن جو خوف نه ڪريو. الله تعالىٰ توهان جو نگهبان آهي. ف١٢٩ يعني آياتِ الاهيه جي عجائبن جي مشاهدي جو. ف١٣٠ معراج جي رات سجاڳي جي حالت ۾. ف١٣١ يعني مڪي وارن جي. اهڙي طرح جڏهن محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن انهن کي معراج جي واقعي جي خبر ڏني ته انهن ان جي تڪذيب ڪئي ۽ مُرتد ٿي ويا ۽ مسخري ڪيائون. حضور انور جن سارو نقشو ٻُڌائي ڇڏيو، ته پوءِ ان تي ڪافر حضور جن کي جادوگر چوڻ لڳا. ف١٣٢ يعني ٿوهر جو وڻ، جيڪو جهنم ۾ پيدا ٿئي ٿو. ان کي آزمائش جو سبب بڻائي ڇڏيائين ايستائين جو ابوجهل چيو محمّد مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن توهان کي جهنم جي باهه کان ڊيڄارن ٿا ته اها پٿرن کي ساڙي ڇڏيندي، وري هي به فرمائن ٿا ته ان ۾ وڻ ڦٽندا، باهه ۾ وڻ ڪيئن رهي سگهي ٿو. انهن اهو اعتراض ڪيو ۽ قدرت الاهي کان غافل رهيا، نه سمجهيائون ته ان قادر مختار جي قدرت کان باهه ۾ وڻ پيدا ڪرڻ ڪجهه پري نه آهي. سمندر هڪ جيت ٿئي ٿو، جيڪو باهه ۾ پيدا ٿئي ٿو ته ترڪي ۾ ان جي جِلد مان رومال ٺاهيون وينديون هيون ۽ سڙنديون نه هيون. اُن پکي تي سڌا ڪائي وڃي ٿو. الله تعالىٰ جي قدرت کان باهه ۾ وڻ پيدا ڪرڻ ڪهڙو پري آهي. ف١٣٣ دين ۽ دنيوي خوفناڪ ڪمن کان.

٭ جيڪي ميري ٿي وڃڻ تي باهه ۾ وجهي صاف ڪيون وينديون هيون

لِلْمَلٰٓئِكَةِ اسْجُدُوْا لِاٰدَمَ فَسَجَدُوْٓا اِلَّآ اِبْلِيْسَ ؕ قَالَ ءَاَسْجُدُ لِمَنْ

اسان ملائڪن کي حڪم ڏنو ته آدم کي سجدو ڪريو<sup></sup>[134] پوءِ انهن سڀني سجدو ڪيو سواءِ ابليس جي، چيائين ڇا اُن کي سجدو ڪريان

خَلَقْتَ طِيْنًا ؕ﴿۶۱﴾ قَالَ اَرَءَيْتَكَ هٰذَا الَّذِيْ كَرَّمْتَ عَلَيَّ ز لَئِنْ

جنهن کي تو مٽي مان بڻايو. چيائين [135] ڏس ته هي جنهن کي تو مون کان ڏيک عزت وارو ڪيو [136]، جيڪڏهن تو مون کي

اَخَّرْتَنِ اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ لَاَحْتَنِكَنَّ ذُرِّيَّتَهٗٓ اِلَّا قَلِيْلًا ﴿۶۲﴾ قَالَ

قيامت تائين مهلت ڏني ته ضرور مان ان جي اولاد کي پيهي رکندس [137] مگر ٿورا [138] فرمايو ته

اذْهَبْ فَمَنْ تَبِعَكَ مِنْهُمْ فَاِنَّ جَهَنَّمَ جَزَآؤُكُمْ جَزَآءً مَّوْفُوْرًا ﴿۶۳﴾

پري ٿي [139] پوءِ انهن مان جيڪو تنهنجي پيروي ڪندو پوءِ بيشڪ سڀني جو بدلو جهنم آهي پورو سزا.

وَاسْتَفْزِزْ مَنِ اسْتَطَعْتَ مِنْهُمْ بِصَوْتِكَ وَاَجْلِبْ عَلَيْهِمْ

۽ ڀلي ڀير ڀيٽي ڇڏ انهن مان جنهن تي به تنهنجو وس هلي پنهنجي آواز سان [140] ۽ انهن تي ڪاهه ڪري اچ پنهنجن

بِخَيْلِكَ وَرَجِلِكَ وَشَارِكْهُمْ فِي الْاَمْوَالِ وَالْاَوْلَادِ وَعِدْهُمْ ؕ

سوارن ۽ پنهنجن پيادن سان [141] ۽ انهن جو شريڪ ٿي مالن ۽ ٻارن [142] ۾ ۽ انهن کي واعدا ڏي [143]

وَمَا يَعِدُهُمُ الشَّيْطٰنُ اِلَّا غُرُوْرًا ﴿۶۴﴾ اِنَّ عِبَادِيْ لَيْسَ لَكَ عَلَيْهِمْ

۽ شيطان انهن سان واعدو نه ڪندو آهي مگر ٺڳيءَ جو. بيشڪ جيڪي منهنجا ٻانها آهن [144] انهن تي تو کي ڪا

سُلْطٰنٌ ؕ وَكَفٰى بِرَبِّكَ وَكِيْلًا ﴿۶۵﴾ رَبُّكُمُ الَّذِيْ يُزْجِيْ لَكُمُ الْفُلْكَ

طاقت نه آهي، ۽ تنهنجو رب ڪافي آهي ڪارساز [145]. توهان جو رب اهو آهي جيڪو توهان جي واسطي درياءَ ۾

فِي الْبَحْرِ لِتَبْتَغُوْا مِنْ فَضْلِهٖ ؕ اِنَّهٗ كَانَ بِكُمْ رَحِيْمًا ﴿۶۶﴾ وَاِذَا

ٻيڙا جاري رکندو آهي جو [146] توهان سندس فضل تلاش ڪريو بيشڪ اهو توهان تي مهربان آهي. ۽ جڏهن

مَسَّكُمُ الضُّرُّ فِي الْبَحْرِ ضَلَّ مَنْ تَدْعُوْنَ اِلَّآ اِيَّاهُ ۚ فَلَمَّا نَجّٰىكُمْ

توهان کي درياءَ ۾ مصيبت پهچي ٿي [147] ته ان کان سواءِ توهان جا سڀ معبود گم ٿي ويندا آهن [148] پوءِ جڏهن اهو توهان کي ڇوٽڪارو

اِلَى الْبَرِّ اَعْرَضْتُمْ ؕ وَكَانَ الْاِنْسَانُ كَفُوْرًا ﴿۶۷﴾ اَفَاَمِنْتُمْ اَنْ يَّخْسِفَ

ڏيئي خشڪيءَ ڏانهن پهچائي ٿو ته منهن ڦيرايو ٿا [149] ۽ انسان وڏو ناشڪرو آهي. ڇا توهان [150] بي خوف ٿي ويا آهن

بِكُمْ جَانِبَ الْبَرِّ اَوْ يُرْسِلَ عَلَيْكُمْ حَاصِبًا ثُمَّ لَا تَجِدُوْا لَكُمْ

کان جو اهو سڪ جي ڪناري تي ئي توهان کي زمين ۾ ڀي ڇڏي [151] يا توهان تي پٿرو ساءُ [152] پوءِ توهان پنهنجو ڪو



[134] تحيت جو. [135] شيطان. [136] ۽ ان کي مون تي فضيلت ڏني ۽ ان کي سجدو ڪرائي، پوءِ مان قسم کڻان ٿو ته. [137] گمراهه ڪري.

[138] جن کي الله تعالىٰ بچائي ۽ محفوظ رکي، اُهي ان جا مخلص ٻانها آهن شيطان جي ان ڪلام تي الله تبارڪ و تعالىٰ ان کي.

[139] نفخه اوليٰ يعني پهرين ڦوڪ تائين توکي مهلت ڏني وئي.

[140] وسوسا وجهي ۽ نافرماني جي طرف سڏي. ڪن عالمن فرمايو ته ان مان مُراد ڳاڻي، باجي ۽ راند روند جا آواز آهن. ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما کان نقل ٿيل آهي ته جيڪو آواز الله تعالىٰ جي مرضي جي خلاف وات مان نڪري سو شيطاني آواز آهي.

[141] يعني پنهنجا سڀ مڪر پورا ڪر ۽ پنهنجن سمورن لشڪرن کان مدد وٺ.

[142] زجاج چيو ته جيڪو گناهه مال ۾ هجي يا اولاد ۾، ابليس ان ۾ شريڪ آهي. جيئن ته وياج ۽ ٻيا مال حاصل ڪرڻ جا حرام طريقا ۽ فسق ۽ ممنوعات ۾ خرچ ڪرڻ ۽ زڪوٰة نه ڏيڻ مالي اُمور آهن جن ۾ شيطان جي شرڪت آهي. زنا ۽ ناجائز طريقي سان اولاد حاصل ڪرڻ، اولاد ۾ شيطان جي شرڪت آهي.

[143] پنهنجي عبادت تي.

[144] نيڪ، مخلص نبي سڳورا ۽ فضل ۽ صلاح وارا.

[145] انهن کي تو کان محفوظ رکندو ۽ شيطاني فريبن ۽ وسوسن کي دفع فرمائيندو.

[146] ان ۾ واپارن جي لاءِ سفر ڪريو.

[147] ۽ ٻڏڻ جو انديشو ڪريو ٿا.

[148] ۽ انهن ڪوڙن معبودن مان ڪنهن جو نالو زبان تي نه ٿا آڻيو، ان وقت الله تعالىٰ کان حاجت روائي چاهيو ٿا.

[149] ان جي توحيد کان ۽ وري انهن بيڪار بُتن جي پوڄا شروع ڪري ڏيو ٿا.

[150] درياءَ مان ڇوٽڪارو لهي ڪري.

[151] جيئن قارون کي دٻائي ڇڏيو هئائين. مقصد هي آهي ته زمين ۽ درياءُ سڀ اُن جي قدرت هيٺ آهن. جيئن اهو سمنڊ ۾ بوڙڻ ۽ بچائڻ ٻنهي تي قادر آهي، ايئن ئي خشڪيءَ ۾ به زمين جي اندر دٻائي ڇڏڻ ۽ محفوظ رکڻ ٻنهي تي قادر آهي. خشڪي هجي يا پاڻي، هر جاءِ تي ٻانهن جي رحمت جو محتاج آهي، اهو زمين ۾ دٻائڻ تي به قادر آهي ۽ هيءَ به قدرت رکي ٿو ته.

[152] جيئن لوط عليه السلام جي قوم تي مرڪليو هئائين.

وَكِيلًا ﴿٦٨﴾ اَمْ اَمِنْتُمْ اَنْ يُّعِيْدَكُمْ فِيْهِ تَارَةً اُخْرٰى فَيُرْسِلَ

حمايتي نه لهو ف١٥٣. يا بي خوف ٿي ويٺا آهيو ان کان ته توهان کي ٻئي ڀيري درياءَ ۾ آڻي ڇڏي، پوءِ توهان تي جهاز

عَلَيْكُمْ قَاصِفًا مِّنَ الرِّيْحِ فَيُغْرِقَكُمْ بِمَا كَفَرْتُمْ ۙ ثُمَّ لَا تَجِدُوْا

ٽوڙيندڙ آنڌي موڪلي پوءِ توهان کي توهان جي ڪفر جي سبب ٻوڙي ڇڏي، پوءِ پنهنجي واسطي ڪو به اهڙو نه لهو

لَكُمْ عَلَيْنَا بِهٖ تَبِيْعًا ﴿٦٩﴾ وَلَقَدْ كَرَّمْنَا بَنِيْٓ اٰدَمَ وَحَمَلْنٰهُمْ فِي الْبَرِّ

جيڪو اسان تي ان جو پيڇو ڪري ف١٥٤ ۽ بيشڪ اسان آدم جي اولاد کي عزت ڏني ف١٥٥ ۽ انهن کي خشڪي ۽ درياءَ

وَالْبَحْرِ وَرَزَقْنٰهُمْ مِّنَ الطَّيِّبٰتِ وَفَضَّلْنٰهُمْ عَلٰى كَثِيْرٍ مِّمَّنْ

۾ ف١٥٦ سوار ڪيو ۽ انهن کي پاڪ شين جي روزي ڏني ف١٥٧ ۽ انهن کي پنهنجي گهڻي مخلوق کان وڌيڪ

خَلَقْنَا تَفْضِيْلًا ﴿٧٠﴾ يَوْمَ نَدْعُوْا كُلَّ اُنَاسٍ بِاِمَامِهِمْ ۚ فَمَنْ

فضيلت بخشي ف١٥٨ جنهن ڏينهن اسان هر جماعت کي ان جي امام سان گڏ سڏ ڪنداسين ف١٥٩ پوءِ جنهن کي

اُوْتِيَ كِتٰبَهٗ بِيَمِيْنِهٖ فَاُولٰٓئِكَ يَقْرَءُوْنَ كِتٰبَهُمْ وَلَا يُظْلَمُوْنَ

سندس عمل نامو سڄي هٿ ۾ ڏنو ويو پوءِ اهي ماڻهو پنهنجو لکيو پڙهندا ۽ ف١٦٠ ڌاڳي برابر به انهن سان ظلم نه ڪيو

فَتِيْلًا ﴿٧١﴾ وَمَنْ كَانَ فِيْ هٰذِهٖٓ اَعْمٰى فَهُوَ فِي الْاٰخِرَةِ اَعْمٰى

ويندو ف١٦١ ۽ جيڪو هن حياتيءَ ۾ ف١٦٢ انڌو ٿيو اهو آخرت ۾ به انڌو رهندو ف١٦٣

وَاَضَلُّ سَبِيْلًا ﴿٧٢﴾ وَاِنْ كَادُوْا لَيَفْتِنُوْنَكَ عَنِ الَّذِيْٓ اَوْحَيْنَآ

۽ اڃا به وڌيڪ گمراهه. ۽ قريب هو جو اهي توکي ڪا لغزش ڏين ها اسان جي وحي کان جيڪو اسان توڏي موڪليو

اِلَيْكَ لِتَفْتَرِيَ عَلَيْنَا غَيْرَهٗ ۖ وَاِذًا لَّاتَّخَذُوْكَ خَلِيْلًا ﴿٧٣﴾ وَلَوْلَآ

جو تون اسان جي طرف ٻيو ڪجهه نسبت ڪرين ۽ ائين هجي ها ته اهي توکي پنهنجو گهرو دوست بڻائن ها ف١٦٤ ۽ جيڪڏهن

اَنْ ثَبَّتْنٰكَ لَقَدْ كِدْتَّ تَرْكَنُ اِلَيْهِمْ شَيْـًٔا قَلِيْلًا ﴿٧٤﴾ اِذًا لَّاَذَقْنٰكَ

اسان توکي ف١٦٥ ثابت قدم نه رکون ها ته قريب هو جو تون انهن جي طرف ٿورڙو جهڪي پوين ها- ۽ ائين هجي ها ته

ضِعْفَ الْحَيٰوةِ وَضِعْفَ الْمَمَاتِ ثُمَّ لَا تَجِدُ لَكَ عَلَيْنَا نَصِيْرًا ﴿٧٥﴾

اسان توکي ٻيڻي حياتي ۽ ٻيڻي موت ف١٦٦ جو مزو ڏيون ها پوءِ تون اسان جي آڏو پنهنجو ڪو مددگار نه لهين ها

وَاِنْ كَادُوْا لَيَسْتَفِزُّوْنَكَ مِنَ الْاَرْضِ لِيُخْرِجُوْكَ مِنْهَا وَاِذًا

۽ بيشڪ قريب هو جو اهي هن زمين مان ف١٦٧ تنهنجا پير ڇڏائن جو توکي اتان ٻاهر ڪڍن ۽ ائين

ف١٥٣ جيڪو توهان کي بچائي سگهي. ف١٥٤ ۽ اسان کان معلوم ڪري سگهي ته اسان ائين ڇو ڪيو ڇوته اسين قادر مختار آهيون، جيڪي چاهيون ٿا ڪريون ٿا، اسان جي ڪم ۾ دخل ڏيڻ وارو ۽ دم هڻڻ وارو نه آهي. ف١٥٥ عقل، علم، گويائي، پاڪ صورت وچٿرو قد ۽ زندگي ۽ آخرت جون تدبيرون ۽ سڀني شين تي غلبو ۽ قابو عطا فرمائي ۽ ان کان سواءِ ٻيون گهڻيون ئي فضيلتون ڏيئي ڪري. ف١٥٦ جانورن ۽ ٻين سوارين ۽ ٻيڙين ۽ جهازن وغيره ۾. ف١٥٧ لطيف، خوشذائقه حيواني ۽ نباتي، هر قسم جون غذائون چڱي طرح پڪل، ڇوته انسان کان سواءِ حيوان ۾ پڪل غذا ٻئي ڪنهن جي خوراڪ نه آهي. ف١٥٨ حسن جو قول آهي ته اڪثر مان ڪُل مراد آهي ۽ اڪثر جو لفظ ڪل جي معنيٰ ۾ استعمال ڪيو ويو آهي. قرآن ڪريم ۾ به ارشاد ٿيو وَاَكْثَرُهُمْ كٰذِبُوْنَ ۽ مَا يَتَّبِعُ اَكْثَرُهُمْ اِلَّا ظَنًّا ۾ اڪثر ڪُل جي معنيٰ ۾ آهي، انهيءَ ڪري ملائڪ به ان ۾ داخل آهن ۽ خاص انسان يعني نبي سڳورا خاص ملائڪن کان افضل آهن ۽ صالح بشر عام ملائڪن کان. حديث شريف ۾ آهي ته مؤمن الله تعالىٰ وٽ ملائڪن کان وڌيڪ عزت رکي ٿو. سبب هي آهي ته ملائڪ عبادت تي مخلوق آهن، اها انهن جي پيدائشي عادت آهي. انهن ۾ عقل آهي، شهوت نه آهي ۽ چوپاين ۾ شهوت آهي، عقل نه آهي ۽ ماڻهو شهوت ۽ عقل ٻنهي جو جامع آهي. پوءِ جنهن شهوت کي عقل تي غالب ڪيو اهو جانورن کان بدتر آهي. ف١٥٩ جنهن جي اهو دنيا ۾ تابعداري ڪندو هو. حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته ان مان اهو وقت جو امام مراد آهي، جنهن جي دعوت تي دنيا ۾ ماڻهو هلي، توڙي اُن حق جي دعوت ڏني هجي يا باطل جي. مطلب ته هر قوم پنهنجي سردار وٽ گڏ ٿيندي، جنهن جي حڪم تي دنيا ۾ هلندي هئي ۽ ڪين انهيءَ جي نالي سان سڏيو ويندو ته اي فلاڻي جا تابعدارؤ!. ف١٦٠ نيڪ ماڻهو جيڪي دنيا ۾ بصيرت وارا هئا ۽ سڌيءَ واٽ تي رهيا. انهن کي سندن اعمال ناما سڄي هٿ ۾ ڏنا ويندا، اهي ان ۾ نيڪيون ۽ عبادتون ڏسندا ته ان کي ذوق ۽ شوق سان پڙهندا ۽ جيڪي بدبخت آهن، ڪافر آهن، انهن کي سندن اعمال ناما کٻي هٿ ۾ ڏنا ويندا، اهي انهن کي ڏسي شرمندا ٿيندا ۽ دهشت کان پوري طرح پڙهڻ تي قادر نه ٿيندا. ف١٦١ يعني عملن جي ثواب ۾ انهن کان ادنيٰ گهٽائي نه ڪئي ويندي. ف١٦٢ دنيا جي حق جي ڏسڻ کان. ف١٦٣ جو نڪاري جي وات کان معنيٰ هي آهي ته جيڪو دنيا ۾ ڪافر گمراهه آهي، اهو آخرت ۾ انڌو ٿيندو، ڇوته دنيا ۾ توبهه مقبول آهي، آخرت ۾ توبهه مقبول نه آهي. ف١٦٤ شان نزول:- ثقيف جو هڪ وفد محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن وٽ اچي ڪري چوڻ لڳو ته جيڪڏهن توهان ٽي ڳالهيون منظور ڪريو ته پوءِ اسان توهان جي بيعت ڪريون: هڪ هيءَ ته نماز ۾ جهڪنداسين يعني رڪوع ۽ سجدو نه ڪنداسين، ٻي هيءَ ته اسان پنهنجا بُت پنهنجن هٿن سان نه ڀڃنداسين. ٽين هيءَ ته لات کي پوڄينداسين ته نه، مگر هڪ سال ان مان نفعو حاصل ڪريون، جوان جي پوڄڻ وارا جيڪي نذرانا آڻين ان کي وصول ڪريون. حضور محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن فرمايو ته ان دين ۾ ڪا ڀلائي ڪانهي، جنهن ۾ رڪوع ۽ سجدو نه هجي ۽ بتن جي ڀڃڻ بابت توهان جي مرضي ۽ لات ۽ عزيٰ کان فائدي حاصل ڪرڻ جي اجازت، مان هرگز نه ڏيندس. اهي چوڻ لڳا يارسول الله (صلى الله عليه وسلم)! اسين هي چاهيون ٿا ته اسان کي توهان جي طرفان اهڙو اعزاز ملي، جيڪو ٻين کي نه مليو هجي ته جيئن اسين فخر ڪري سگهون. جيڪڏهن ان ۾ توهان کي انديشو هجي ته عرب شڪايت ڪندا ته پوءِ توهان انهن کي چئي ڏيندؤ ته الله تعالىٰ جو حڪم ئي ائين هو. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي. ف١٦٥ معصوم ڪري. ف١٦٦ جي عذاب. ف١٦٧ يعني عرب کان. شان نزول:- مشرڪن اتفاق ڪري چاهيو ته سيّئي ملي محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن کي سرزمين عرب کان ٻاهر ڪڍون. پر الله تعالىٰ سندن اهو ارادو پورو ٿيڻ نه ڏنو ۽ سندن اها مراد پوري نه ٿي. ان واقعي جي متعلق هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي (خازن).

ع ١٠

* يوم ١٣ - آخرت ۾ توبهه مقبول

لَا يَلْبَثُوْنَ خِلٰفَكَ اِلَّا قَلِيْلًا ﴿٧٦﴾ سُنَّةَ مَنْ قَدْ اَرْسَلْنَا قَبْلَكَ
هجي هات تنهنجي پٺيان نہ رهن ها مگر ٿورو ف١٦٨. دستور انهن جو جن کي تو کان اڳ ۾ اسان رسول ڪري موڪليو ف١٦٩

مِنْ رُّسُلِنَا وَلَا تَجِدُ لِسُنَّتِنَا تَحْوِيْلًا ﴿٧٧﴾ اَقِمِ الصَّلٰوةَ لِدُلُوْكِ
۽ تون اسان جو قانون ڦرندڙ نہ ڏسندين. نماز قائم رک سج لڙڻ

الشَّمْسِ اِلٰى غَسَقِ الَّيْلِ وَقُرْاٰنَ الْفَجْرِ ؕ اِنَّ قُرْاٰنَ الْفَجْرِ كَانَ
کان رات جي اونداهي تائين ف١٧٠ ۽ صبح جو قرآن ف١٧١ ۔ بيشڪ صبح جي قرآن ۾ ملائڪ

مَشْهُوْدًا ﴿٧٨﴾ وَمِنَ الَّيْلِ فَتَهَجَّدْ بِهٖ نَافِلَةً لَّكَ ۖ عَسٰٓى اَنْ يَّبْعَثَكَ
حاضر هوندا آهن ف١٧٢. ۽ رات جي ڪجھ حصي ۾ تهجد پڙهيءَ خاص تنهنجي واسطي زياده آهي ف١٧٣ قريب آهي جو توکي

رَبُّكَ مَقَامًا مَّحْمُوْدًا ﴿٧٩﴾ وَقُلْ رَّبِّ اَدْخِلْنِيْ مُدْخَلَ صِدْقٍ وَّ
تنهنجو رب اهڙي جاءِ تي بيهاري جتي سڀ تنهنجي تعريف ڪن ف١٧٤ ۽ هن طرح عرض ڪر ته اي منهنجا رب مونکي سچي طرح داخل ڪر

اَخْرِجْنِيْ مُخْرَجَ صِدْقٍ وَّاجْعَلْ لِّيْ مِنْ لَّدُنْكَ سُلْطٰنًا نَّصِيْرًا ﴿٨٠﴾
۽ سچيءَ طرح باهر وٺي هل ف١٧٥ ۽ مونکي پنهنجي طرف کان مددگار قوت عطا ڪر ف١٧٦.

وَقُلْ جَآءَ الْحَقُّ وَزَهَقَ الْبَاطِلُ ؕ اِنَّ الْبَاطِلَ كَانَ زَهُوْقًا ﴿٨١﴾
۽ تون فرماءِ ته حق آيو ۽ باطل مٽجي ويو ف١٧٧ بيشڪ باطل کي مٽڻو ئي هو ف١٧٨.

وَنُنَزِّلُ مِنَ الْقُرْاٰنِ مَا هُوَ شِفَآءٌ وَّرَحْمَةٌ لِّلْمُؤْمِنِيْنَ ۙ وَلَا يَزِيْدُ
۽ اسان قرآن ۾ نازل ڪريون ٿا اها شيءِ ف١٧٩ جيڪا ايمان وارن جي لاءِ شفاء ۽ رحمت آهي ف١٨٠ ۽ ان سان ظالمن

الظّٰلِمِيْنَ اِلَّا خَسَارًا ﴿٨٢﴾ وَاِذَآ اَنْعَمْنَا عَلَى الْاِنْسَانِ اَعْرَضَ وَ
کي ف١٨١ نقصان ئي وڌندو آهي. ۽ جڏهن اسان انسان تي احسان ڪندا آهيون ف١٨٢ ته منهن ڦيري ٿو ۽

نَاٰ بِجَانِبِهٖ ۚ وَاِذَا مَسَّهُ الشَّرُّ كَانَ يَئُوْسًا ﴿٨٣﴾ قُلْ كُلٌّ يَّعْمَلُ عَلٰى
پنهنجي طرف پري هٽي وڃي ٿو ف١٨٣ ۽ جڏهن ان کي تڪليف پهچي ف١٨٤ ته نااميد ٿي وڃي ٿو ف١٨٥ تون فرماءِ سڀ ڪو پنهنجي

شَاكِلَتِهٖ ؕ فَرَبُّكُمْ اَعْلَمُ بِمَنْ هُوَ اَهْدٰى سَبِيْلًا ﴿٨٤﴾ وَيَسْـَٔلُوْنَكَ عَنِ
ڍنگ تي ڪم ڪندو آهي ف١٨٦ پوءِ تنهنجو رب خوب ڄاڻي ٿو ته ڪير زياده سڌي واٽ تي آهي. ۽ توکان روح جي متعلق سوال

الرُّوْحِ ؕ قُلِ الرُّوْحُ مِنْ اَمْرِ رَبِّيْ وَمَآ اُوْتِيْتُمْ مِّنَ الْعِلْمِ اِلَّا قَلِيْلًا ﴿٨٥﴾
ٿا ڪن. تون فرماءِ روح منهنجي رب جي حڪم مان هڪ شيءِ آهي ۽ توهان کي علم نہ مليو مگر

ف١٦٨ ۽ جلدي هلاڪ ڪيا وڃن ها. ف١٦٩ يعني جنهن قوم پنهنجي وچ مان پنهنجي رسول کي ڪڍيو، انهن جي لاءِ سنت الاهي اِها ئي رهي ته انهن کي هلاڪ ڪري ڇڏيائين. ف١٧٠ هن ۾ پيشين جي نماز کان سومهڻي جي نماز تائين واريون چار نمازون اچي ويون. ف١٧١ هن مان فجر جي نماز مُراد آهي ۽ هن کي قرآن هن ڪري فرمايو ويو ته قرأة هڪ رڪن آهي ۽ جُزمان ڪُل تعبير ڪيو وڃي ٿو. جيئن قرآن ڪريم ۾ نماز کي رڪوع ۽ سجدي سان بہ تعبير ڪيو ويو آهي. مسئلو: هن مان معلوم ٿيو ته قرأة نماز جو رُڪن آهي. ف١٧٢ يعني فجر جي نماز ۾ رات جا ملائڪ بہ موجود هوندا آهن ۽ ڏينهن جا ملائڪ بہ اچي ويندا آهن. ف١٧٣ تهجد، نماز لاءِ ننڊ کي ڇڏڻ. يا عشاء کان پوءِ سمهڻ کان پوءِ جيڪا نماز پڙهي وڃي، ان کي تهجد جي نماز چون ٿا. حديث شريف ۾ تهجد نماز جون گهڻيون فضيلتون آيون آهن. تهجد نماز محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن تي فرض هئي. جمهور جو اهو ئي قول آهي. محبوب پاڪ جن جي امت جي لاءِ اها نماز سنت آهي. مسئلو: تهجد جون گهٽ ۾ گهٽ بہ رڪعتون ۽ وچٿريون چار ۽ زياده اٺ رڪعتون آهن ۽ سنت هيءَ آهي ته ٻن ٻن رڪعتن جي نيت سان پڙهيون وڃن. مسئلو: ماڻهو جيڪڏهن رات جو ٽيون حصو عبادت ڪرڻ گهري ۽ ٻه حصا سمهڻ، ته پوءِ رات جا ٽي حصا ڪري، وچين حصي ۾ تهجد پڙهڻ افضل آهي ۽ جيڪڏهن چاهي ته اڌ سُمهي ۽ اڌ رات عبادت ڪري ته پوين اڌ افضل آهي. مسئلو: جيڪو شخص نماز تهجد جو عادي هجي، ان لاءِ تهجد ڇڏڻ مڪروه آهي، جيئن بخاري ۽ مسلم جي حديث شريف ۾ آهي (رد المحتار). ف١٧٤ ۽ مقامِ محمود مقامِ شفاعت آهي ته ان ۾ اڳيان ۽ پويان محبوب سائين جن جو حمد ڪندا، انهيءَ تي جمهور آهن. ف١٧٥ جتي بہ مان داخل ٿيان ۽ جتان بہ مان ٻاهر اچان، توڙي ڪو مڪان هجي يا منصب هجي يا ڪم. ڪن مفسرن چيو ته مُراد هيءَ آهي ته مون کي قبر ۾ پنهنجي رضا ۽ پاڪائي سان داخل ڪر ۽ بعث جي وقت عزت ۽ ڪرامت سان ٻاهر آڻ. ڪن چيو معنيٰ هيءَ آهي ته مون کي پنهنجي عبادت ۾ صدق سان داخل ڪر ۽ پنهنجي ممنوعات مان صدق سان خارج ڪر ۽ هن جي معنيٰ ۾ هڪ قول هي بہ آهي ته نبوت جي منصب ۾ مون کي صدق سان داخل ڪر ۽ صدق سان گڏ دُنيا مان رخصت جي وقت نبوت جي واجب حقن سان وعدي پوري ڪرڻ وارو فرماءِ. هڪ قول هي بہ آهي ته مون کي مدينہ طيبہ ۾ پسنديده داخلا عنايت ڪر ۽ مڪہ مڪرمہ مان منهنجو نڪرڻ صدق سان ڪر، جو ان کان منهنجي دل غمگين نہ ٿئي. مگر اهو سبب بيان ڪرڻ هن صورت ۾ صحيح ٿي سگهي ٿو، جڏهن هيءَ آيت مدني نہ هجي جيئن علامہ سيوطي قيل فرمائي هن آيت جي مدني هجڻ جو قول ضعيف هجڻ جي طرف اشارو ڪيو. ف١٧٦ اُها قوت عطا فرماءِ، جنهن سان مان تنهنجي دشمنن تي غالب ٿيان ۽ اها حجت، جنهن سان مان هر مخالف تي فتح لهان ۽ اهو چٽو غلبو جنهن سان مان تنهنجي دين کي مضبوطي ڏيان. اها دعا قبول ٿي ۽ الله تعاليٰ پنهنجي حبيب سان سندس دين کي غالب ڪرڻ ۽ کيس دشمن کان محفوظ رکڻ جو وعدو فرمايو. ف١٧٧ يعني اسلام آيو ۽ ڪفر ختم ٿي ويو يا قرآن آيو ۽ شيطان هلاڪ ٿيو. ف١٧٨ ته جو جيتوڻيڪ باطل کي ڪنهن وقت ۾ دولت ۽ هيبت حاصل هجي، مگر ان کي هميشگي نہ آهي، ان جو انجام بربادي ۽ خواري آهي. حضرت ابن مسعود رضي الله تعالىٰ عنه کان روايت ٿيل آهي ته نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن مڪي مڪرمہ جي فتح واري ڏينهن مڪي ۾ داخل ٿيا ته ڪعبہ مقدسہ جي چوڌاري ٽي سؤ سٺ بُت رکيل هئا، جن کي لوهہ ۽ رُڪ سان جوڙي مضبوط ڪيو ويو هو. محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن جي هٿ مبارڪ ۾ هڪ ڪاني هئي، محبوب پاڪ هيءَ آيت پڙهي اُن ڪاني سان جنهن بُت جي طرف اشارو فرمائيندا ويندا هئا، سو ڪري پوندو هو. ف١٧٩ سورتون ۽ آيتون. ف١٨٠ جو ان سان ظاهري ۽ باطني گمراهي ۽ جهالت وغيره دور ٿين ٿا ۽ ظاهري ۽ باطني صحت حاصل ٿئي ٿي. باطل عقيدا ۽ خراب اخلاق دفع ٿين ٿا ۽ سچا عقيدا، معارفِ الاهيہ، صفاتِ حميده ۽ سهڻا اخلاق حاصل ٿين ٿا. ڇو ته هي ڪتاب اهڙن عملن ۽ دليلن تي مشتمل آهي، جيڪي وهمي ۽ شيطاني اونداهين کي پنهنجي انوارسان ختم ۽ تباهہ ڪري ڇڏن ٿا ۽ ان جو هڪ هڪ حرف برڪتن جو خزانو آهي جنهن سان جسماني مرض ۽ آسيب دور ٿين ٿا. ف١٨١ يعني ڪافرن کي، جيڪي ان جي تڪذيب ڪن ٿا. ف١٨٢ يعني ڪافر تي، جو ان کي صحت ۽ وسعت عطا فرمايون ٿا ته پوءِ اهو اسان جي ذڪر دُعا، طاعت ۽ شُڪر جي ادا کان. ف١٨٣ يعني تڪبر ڪري ٿو. ف١٨٤ ڪا سختي، نقصان يا فقيري ۽ حادثو، ته ڏهن عاجزي ۽ زاري سان دُعائون ڪري ٿو ۽ انهن دُعائن جي قبوليت جو اثر ظاهر نہ ٿو ٿئي. ف١٨٥ مومن کي ائين نہ جڳائي، جيڪڏهن دُعا جي قبوليت ۾ دير ٿئي ته اهو مايوس نہ ٿئي، الله تعاليٰ جي رحمت جو اميدوار رهي. ف١٨٦ اسان پنهنجي طريقي تي، توهان پنهنجي طريقي تي، جنهن جو جوهر ذات شريف ۽ پاڪ آهي ان کان سهڻا فعل ۽ پاڪ اخلاق صادر ٿين ٿا ۽ جنهن جو نفس خبيث آهي، ان کان بڇڙا ۽ ردي فعل صادر ٿين ٿا.

وَلَئِنْ شِئْنَا لَنَذْهَبَنَّ بِالَّذِيْٓ اَوْحَيْنَآ اِلَيْكَ ثُمَّ لَا تَجِدُ

۽ جيڪڏهن اسان گھرون ها تہ ھي وحي جيڪو اسان تو ڏي موڪليو آن کي نيون ها ف۱۸۸ پوءِ تون نہ لهين ها

لَكَ بِهٖ عَلَيْنَا وَكِيْلًا ﴿۸۶﴾ اِلَّا رَحْمَةً مِّنْ رَّبِّكَ ؕ اِنَّ فَضْلَهٗ كَانَ

ڪنهن کي بہ جو تنهنجي واسطي اسان جي حضور ان ڳالهہ تي وڪالت ڪري ها. مگر تنهنجي رب جي رحمت ف۱۸۹ بيشڪ تو تي ان جو وڏو

عَلَيْكَ كَبِيْرًا ﴿۸۷﴾ قُلْ لَّئِنِ اجْتَمَعَتِ الْاِنْسُ وَالْجِنُّ عَلٰٓى اَنْ

فضل آهي ف۱۹۰ تون فرماءِ جيڪڏهن ماڻهو ۽ جن سمورا هن ڳالهہ تي متفق ٿي وڃن جو ف۱۹۱ هن قرآن جو

يَّاْتُوْا بِمِثْلِ هٰذَا الْقُرْاٰنِ لَا يَاْتُوْنَ بِمِثْلِهٖ وَلَوْ كَانَ بَعْضُهُمْ

مثال آڻين تہ ان جهڙو نہ آڻي سگهندا جيتوڻيڪ انهن مان هڪڙا ٻين جا مددگار ٿين

لِبَعْضٍ ظَهِيْرًا ﴿۸۸﴾ وَلَقَدْ صَرَّفْنَا لِلنَّاسِ فِيْ هٰذَا الْقُرْاٰنِ مِنْ

۽ بيشڪ اسان ماڻهن جي واسطي هن قرآن ۾ هر قسم جو مثال هر نموني بيان فرمايو ف۱۹۲

كُلِّ مَثَلٍ ؗ فَاَبٰٓى اَكْثَرُ النَّاسِ اِلَّا كُفُوْرًا ﴿۸۹﴾ وَقَالُوْا لَنْ نُّؤْمِنَ لَكَ

پوءِ گهڻن ماڻهن نہ مڃيو مگر ناشڪري ڪرڻ ف۱۹۳ ۽ چوڻ لڳا تہ اسان تو تي هرگز ايمان نہ آڻينداسين ايستائين جو

حَتّٰى تَفْجُرَ لَنَا مِنَ الْاَرْضِ يَنْۢبُوْعًا ﴿۹۰﴾ اَوْ تَكُوْنَ لَكَ جَنَّةٌ مِّنْ

تون اسان جي واسطي زمين مان ڪو چشمو وهائين ف۱۹۴ . يا تنهنجي واسطي کجين ۽ انگورن جو ڪو باغ

نَّخِيْلٍ وَّعِنَبٍ فَتُفَجِّرَ الْاَنْهٰرَ خِلٰلَهَا تَفْجِيْرًا ﴿۹۱﴾ اَوْ تُسْقِطَ السَّمَآءَ

هجي پوءِ تون ان جي اندر وهندڙ نهرون جاري ڪرين . يا تون اسان تي آسمان ڪيرائي ٽڪرا ٽڪرا ڪري

كَمَا زَعَمْتَ عَلَيْنَا كِسَفًا اَوْ تَاْتِيَ بِاللّٰهِ وَالْمَلٰٓئِكَةِ قَبِيْلًا ﴿۹۲﴾ اَوْ يَكُوْنَ

جيئن جو تو چيو آهي يا الله ۽ ملائڪن کي ضامن ڪري آڻ ف۱۹۵ . يا تنهنجي واسطي

لَكَ بَيْتٌ مِّنْ زُخْرُفٍ اَوْ تَرْقٰى فِي السَّمَآءِ ؕ وَلَنْ نُّؤْمِنَ لِرُقِيِّكَ

سونو گهر هجي يا تون آسمان تي چڙهي وڃ ۽ اسان تنهنجي چڙهي وڃڻ تي بہ هرگز ايمان نہ آڻينداسين

حَتّٰى تُنَزِّلَ عَلَيْنَا كِتٰبًا نَّقْرَؤُهٗ ؕ قُلْ سُبْحَانَ رَبِّيْ هَلْ كُنْتُ

ايستائين جو اسان تي هڪ ڪتاب نہ لاهين جيڪو اسان پڙهون تون فرماءِ پاڪائي آهي منهنجي رب جي مان ڪير آهيان مگر

اِلَّا بَشَرًا رَّسُوْلًا ﴿۹۳﴾ وَمَا مَنَعَ النَّاسَ اَنْ يُّؤْمِنُوْٓا اِذْ جَآءَهُمُ الْهُدٰٓى

انسان الله جو موڪليل ف۱۹۶ ۽ ڪهڙي ڳالهہ ماڻهن کي ايمان آڻڻ کان روڪيو جڏهن انهن وٽ هدايت آئي مگر

ف۱۸۷ قريش مشوري جي لاءِ گڏ ٿيا ۽ انهن جو پاڻ ۾ هي گفتگو ٿيو تہ محمد مصطفیٰ (صلی الله عليہ وسلم) اسان ۾ رهيا ۽ اسان ڪڏهن ڪين صدق ۽ امانت ۾ ڪمزور ڏٺو ۽ ڪڏهن مٿن تهمت لڳائڻ جو موقعو هٿ نہ آيو هاڻي انهن نبوت جي دعویٰ ڪئي تہ پوءِ سندن سيرت ۽ چال چلت تي ڪو عيب لڳائڻ تہ ممڪن نہ آهي. يهودين کان پڇڻ گهرجي تہ اهڙي حالت ۾ ڇا ڪرڻ گهرجي . ان مطلب جي لاءِ هڪ جماعت يهودين ڏانهن موڪلي وئي . يهودين چيو تہ ڪانئن ٽي سوال ڪريو. جيڪڏهن ٽنهي جو جواب نہ ڏين تہ پوءِ اهي نبي نہ آهن ۽ جيڪڏهن ٻن جو جواب ڏين ، هڪ جو جواب نہ ڏين تہ اهي سچا نبي آهن . اهي ٽي سوال هي آهن: اصحاب ڪهف جو واقعو، ذوالقرنين جو واقعو ۽ روح جو حال . اهڙي طرح قريشن حضور جن کان اهي سوال ڪيا پاڻ اصحاب ڪهف ۽ ذوالقرنين جا واقعا تہ تفصيل سان بيان ڪيا ۽ روح جو معاملو گجهو رکيو جيئن توريت ۾ مبهم رکيو ويو هو . قريش اهي سوال ڪري پشيمان ٿيا. هن ۾ اختلاف آهي تہ سوال روح جي حقيقت کان هو يا ان جي مخلوقيت کان . جواب ٻنهي جو ڏنو ويو ۽ آيت ۾ هي بہ ٻڌايو ويو تہ مخلوق جو علم ، علم الاهي جي اڳيان ٿورو آهي جيتوڻيڪ مَآ اُوْتِيْتُمْ جو خطاب يهودين سان خاص هجي . ف۱۸۸ يعني قرآن ڪريم کي سينن ۽ صحيفن مان مٽائي ڇڏيندا ها ۽ ان جو ڪو اثر باقي نہ ڇڏيندا ها . ف۱۸۹ جو قيامت تائين ان کي باقي رکيائين ۽ هر قسم جي ڦير گهير ۽ تبديلي کان محفوظ رکيائين . حضرت ابن مسعود رضي الله تعالیٰ عنه فرمايو تہ قرآن پاڪ خوب پڙهو هن کان اڳ جو قرآن پاڪ مٿي کنيو وڃي ڇو تہ قيامت قائم نہ ٿيندي ، ايستائين جو قرآن ڪريم مٿي کنيو نہ وڃي . ف۱۹۰ جو ان توهان تي قرآن ڪريم نازل فرمايو ۽ ان کي باقي ۽ محفوظ رکيو ۽ توهان کي سموري بني آدم جو سردار ۽ خاتم النبيين ڪيو ۽ مقام محمود عطا فرمايو. ف۱۹۱ بلاغت ، حسن نظم ، ترتيب ، علوم غيبيہ ۽ معارف الاهيہ مان ڪنهن ڪمال ۾ . ف۱۹۲ شان نزول:- مشرڪن چيو هو تہ اسان چاهيون تہ ان قرآن ڪريم جو مثال ٺاهيون . ان تي هيءَ آيت ڪريمہ نازل ٿي ۽ الله تعالیٰ انهن جي تڪذيب ڪئي تہ خالق جي ڪلام جي مثل مخلوق جو ڪلام ٿي نہ ٿو سگهي ، جيڪڏهن اهي سڀئي پاڻ ۾ ملي ڪوشش ڪن ، تڏهن بہ ممڪن نہ آهي جو ان ڪلام جي مثل آڻي سگهن . اهڙي طرح اهو ئي ٿيو، سڀ ڪافر عاجز ٿيا ۽ کين رسوائي کڻڻي پئي ۽ اهي هڪ سٽ بہ قرآن ڪريم جي مقابلي ۾ پيش نہ ڪري سگهيا . ف۱۹۳ ۽ حق کان منڪر ٿيڻ اختيار ڪيو . ف۱۹۴ شان نزول: جڏهن قرآن ڪريم جو اعجاز خوب ظاهر ٿي چڪو ۽ چٽن معجزن حجت قائم ڪري ڇڏي ۽ ڪافرن جي لاءِ عذر جي باقي ڪا جاءِ نہ رهي تہ پوءِ اهي ماڻهن کي مغالطي ۾ وجهڻ جي لاءِ نموني نموني جون نشانيون طلب ڪرڻ لڳا ۽ انهن چيو تہ اسان توهان تي هرگز ايمان نہ آڻينداسين . روايت ٿيل آهي تہ قريش ڪافرن جا سردار ڪعبہ معظمہ ۾ گڏ ٿيا ۽ انهن محبوب سيد عالم صلی الله عليہ وسلم جن کي سڏايو ، محبوب پاڪ تشريف فرما ٿيا تہ پوءِ انهن چيو تہ

اسان توهان کي هن ڪري سڏايو آهي تہ اڄ گفتگو ڪري توهان سان معاملو طئي ڪري ڇڏيون تہ جيئن اسان وري توهان جي حق ۾ معذور سمجهيا وڃون . عرب ۾ ڪو ماڻهو اهڙو نہ ٿيو ، جنهن پنهنجي قوم تي اهڙيون سختيون ڪيون هجن جهڙيون توهان ڪيون آهن . توهان اسان جي ابن ڏاڏن کي برو چيو ، اسان جي دين کي عيب لڳايا ، اسان جي عقلمندن کي ڪم عقل چيو ، معبودن جي توهين ڪئي . جماعت ٽڪڙي ڇڏي ، ڪا برائي نہ ڇڏي . ان مان توهان جو ڪهڙو غرض آهي جيڪڏهن توهان مال گهرو ٿا تہ اسان توهان لاءِ ايترو مال گڏ ڪريون ، جو اسان جي قوم ۾ توهان سڀني کان مالدار ٿي وڃو جيڪڏهن اعزاز گهرو ٿا تہ پوءِ اسان توهان کي پنهنجو سردار بڻايون . جيڪڏهن ملڪ ۽ بادشاهي گهرو ٿا تہ اسان توهان کي بادشاهہ تسليم ڪريون . اهي سڀ ڳالهيون اسان ڪرڻ لاءِ تيار آهيون ۽ جيڪڏهن توهان کي ڪا دماغي بيماري ٿي وئي آهي يا ڪو ڪُتڪو ٿي پيو آهي تہ اسان توهان جو علاج ڪريون ۽ ان ۾ جيترو بہ خرچ ٿئي ، برداشت ڪنداسين . محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليہ وسلم جن فرمايو تہ انهن مان ڪا بہ ڳالهہ ڪا نهي ۽ مان مال ، بادشاهي ۽ سرداري ڪنهن بہ شيءِ جو طلبگار نہ آهيان . واقعو صرف ايترو آهي تہ الله تعالیٰ مون کي رسول بڻائي موڪليو ۽ مون تي پنهنجو ڪتاب نازل فرمايائين ۽ حڪم ڏنائين تہ مان توهان کي ان جي مڃڻ تي الله تعالیٰ جي رضا ۽ آخرت جي نعمت جي خوشخبري ڏيان ۽ انڪار ڪرڻ تي الله تعالیٰ جي عذاب جو خوف ڏياريان . مان توهان کي پنهنجي پالڻهار جو پيغام پهچايو ، جيڪڏهن توهان ان کي قبول ڪريو تہ اها توهان جي لاءِ دنيا ۽ آخرت جي خوشنصيبي آهي ۽ نہ مڃيو تہ مان صبر ڪندس ۽ الله تعالیٰ جي فيصلي جو انتظار ڪندس . ان تي انهن ماڻهن چيو تہ اي محمد (صلی الله عليہ وسلم) جيڪڏهن توهان اسان جي گذارشن کي قبول نہ ٿا ڪريو تہ پوءِ هنن جبلن کي هٽايو ۽ ميدان صاف ڪري ڏيو ۽ نهرون جاري ڪري ڏيو ۽ اسان جي مئل ابن ڏاڏن کي زندہ ڪري ڏيو ، اسان انهن کان پڇنداسين تہ توهان جيڪي فرمايو ٿا، سو سچ آهي يا نہ ؟ جيڪڏهن اهي چوندا تہ مڃينداسين . محبوب سائين فرمايو تہ مان انهن ڳالهين لاءِ نہ موڪليو ويو آهيان جنهن پيغام پهچائڻ لاءِ موڪليو ويو آهيان ، سو پهچائي ڇڏيو . جيڪڏهن مڃيو تہ توهان جو نصيب نہ مڃيو تہ مان خدائي فيصلي جو انتظار ڪندس . ڪافرن چيو تہ پوءِ توهان پنهنجي پالڻهار کي عرض ڪري هڪ ملائڪ گهرايو جيڪو توهان جي تصديق ڪري ۽ پنهنجي لاءِ باغ ، محل ، سون ۽ چاندي جا خزانا طلب ڪريو . فرمايائون مان ان لاءِ نہ موڪليو ويس . مان بشير ۽ نذير بڻائي موڪليو ويو آهيان . ان تي چوڻ لڳا تہ اسان تي آسمان ڪيرايو ۽ انهن مان ڪن چيو تہ اسان هرگز ايمان نہ آڻينداسون ، جيستائين توهان الله تعالیٰ ۽ ملائڪن کي اسان جي اڳيان نہ آڻيو . ان تي محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليہ وسلم جن ان مجلس مان اٿي آيا ۽ عبدالله بن اميہ سان گڏ آيو ۽ کين چوڻ لڳو خدا جو قسم مان ڪڏهن بہ توهان تي ايمان نہ آڻيندس ، جيستائين توهان ڏاڪڻ لڳائي آسمان تي نہ چڙهو ۽ منهنجي نظرن جي اڳيان اتان هڪ ڪتاب ۽ ملائڪن جي هڪ جماعت وٺي ڪري نہ اچو ۽ خدا جو قسم [illegible]

إِلَّآ أَن قَالُوٓا۟ أَبَعَثَ ٱللَّهُ بَشَرًا رَّسُولًا ﴿٩٤﴾ قُل لَّوْ كَانَ فِى ٱلْأَرْضِ

هن ڳالهه جو چيائون ته ڇا الله ماڻهوءَ کي رسول ڪري موڪليو ف۱۹۷. تون فرماءِ جيڪڏهن زمين ۾ ملائڪ

مَلَٰٓئِكَةٌ يَمْشُونَ مُطْمَئِنِّينَ لَنَزَّلْنَا عَلَيْهِم مِّنَ ٱلسَّمَآءِ مَلَكًا

هجن ها ف۱۹۸ آرام سان هلندڙ ته اسان انهن تي رسول ڪري ملائڪ موڪليون

رَّسُولًا ﴿٩٥﴾ قُلْ كَفَىٰ بِٱللَّهِ شَهِيدًۢا بَيْنِى وَبَيْنَكُمْ ۚ إِنَّهُۥ كَانَ بِعِبَادِهِۦ

ها ف۱۹۹. تون فرماءِ الله ڪافي آهي شاهد منهنجي ۽ توهان جي وچ ۾ ف۲۰۰ بيشڪ اهو پنهنجي ٻانهن

خَبِيرًۢا بَصِيرًا ﴿٩٦﴾ وَمَن يَهْدِ ٱللَّهُ فَهُوَ ٱلْمُهْتَدِ ۖ وَمَن يُضْلِلْ فَلَن

کي ڄاڻندڙ ڏسندڙ آهي ۽ جنهن کي الله هدايت ڪري اهو ئي سڌي وات تي آهي ۽ جنهن کي گمراهه ڪري ف۲۰۱ پوءِ انهن

تَجِدَ لَهُمْ أَوْلِيَآءَ مِن دُونِهِۦ ۖ وَنَحْشُرُهُمْ يَوْمَ ٱلْقِيَٰمَةِ عَلَىٰ وُجُوهِهِمْ

جي واسطي ان کان سواءِ ڪو به حمايتي نه لهندين ف۲۰۲ ۽ اسان قيامت جي ڏينهن انهن کي سندن منهن

عُمْيًا وَبُكْمًا وَصُمًّا ۖ مَّأْوَىٰهُمْ جَهَنَّمُ ۖ كُلَّمَا خَبَتْ زِدْنَٰهُمْ سَعِيرًا ﴿٩٧﴾

پر ف۲۰۳ اٿاريندا اسين انڌا ۽ گونگا ۽ ٻوڙا ف۲۰۴ انهن جو ٺڪاڻو جهنم آهي جڏهن به وسامڻ لڳو ته اسان ان کي

ذَٰلِكَ جَزَآؤُهُم بِأَنَّهُمْ كَفَرُوا۟ بِـَٔايَٰتِنَا وَقَالُوٓا۟ أَءِذَا كُنَّا عِظَٰمًا

اڃا وڌيڪ ڀڙڪائيندا سين. هي انهن جي سزا آهي هن تي جو انهن اسان جي آيتن جو انڪار ڪيو ۽ چيائون ڇا جڏهن هڏا

وَرُفَٰتًا أَءِنَّا لَمَبْعُوثُونَ خَلْقًا جَدِيدًا ﴿٩٨﴾ ۞ أَوَلَمْ يَرَوْا۟ أَنَّ ٱللَّهَ

۽ ذرا ذرا ٿي وينداسين ته ڇا سچ پچ اسان کي نئون بڻائي اٿاريو ويندو ۽ ڇا انهن نه ڏٺو ته اهو

ٱلَّذِى خَلَقَ ٱلسَّمَٰوَٰتِ وَٱلْأَرْضَ قَادِرٌ عَلَىٰٓ أَن يَخْلُقَ مِثْلَهُمْ

الله جنهن آسمان ۽ زمين بڻايا ف۲۰۵ انهن ماڻهن جو مثال بڻائي سگهي ٿو ف۲۰۶ ۽ ان انهن جي

وَجَعَلَ لَهُمْ أَجَلًا لَّا رَيْبَ فِيهِ فَأَبَى ٱلظَّٰلِمُونَ إِلَّا كُفُورًا ﴿٩٩﴾

واسطي ف۲۰۷ هڪ وقت مقرر ڪيو آهي جنهن ۾ ڪو شڪ نه آهي پوءِ ظالم نه مڃين سواءِ ناشڪري ڪرڻ جي ف۲۰۸. تون فرماءِ

قُل لَّوْ أَنتُمْ تَمْلِكُونَ خَزَآئِنَ رَحْمَةِ رَبِّىٓ إِذًا لَّأَمْسَكْتُمْ خَشْيَةَ

جيڪڏهن توهان ماڻهو منهنجي رب جي رحمت جي خزانن جا مالڪ هجو ها ف۲۰۹ ته انهن کي به بند ڪري ڇڏيو ها خرچ

ٱلْإِنفَاقِ ۚ وَكَانَ ٱلْإِنسَٰنُ قَتُورًا ﴿١٠٠﴾ وَلَقَدْ ءَاتَيْنَا مُوسَىٰ تِسْعَ ءَايَٰتٍۭ

ٿي وڃڻ جي خوف کان ۽ انسان وڏو ڪنجوس آهي. ۽ بيشڪ اسان موسىٰ کي نو روشن نشانيون

النصف

ع ۱۱/۷

ڪريو ته مان سمجهان ٿو ته پوءِ به مان نه مڃيندس. رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جڏهن ڏٺو ته هي ماڻهو اڃا به ضد ۽ دشمنيءَ ۾ آهن ۽ انهن جي حق دشمنيءَ حد کان لنگهي وئي آهي ته ڪين انهن جي حالت تي رنج ٿيو ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي. ف۱۹۵ اسان جي اڳيان توهان جي صدق جي شاهدي ڏين. ف۱۹۶ منهنجو ڪم الله تعالىٰ جو پيغام پهچائڻ آهي، سو مان پهچائي ڇڏيو هاڻي جيتري قدر معجزا ۽ آيتون يقين ۽ اطمينان جي لاءِ ڪافي آهن، انهن کان وڌيڪ منهنجو پروردگار ظاهر فرمائي چڪو. حجت ختم ٿي وئي، نه هاڻي سمجهو ته رسول جي انڪار ڪرڻ ۽ آيات الاهيه کان انڪار ڪرڻ جو ڪهڙو انجام ٿئي ٿو ؟ .

ف۱۹۷ رسولن کي بشر ئي ڄاڻندا هئا ۽ انهن جي منصب نبوت ۽ الله تعالىٰ جي عطا ڪيل ڪمالات جا اقراري ۽ اعترافي نه ٿيا. اهو ئي انهن جي ڪفر جو اصل هو ۽ انهيءَ ڪري اهي چوندا هئا ته ڪو ملائڪ ڇو نه موڪليو ويو. ان تي الله تعالىٰ پنهنجي حبيب صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن کي فرمائي ٿو اي حبيب ! انهن کي.

ف۱۹۸ اهي ئي هن ۾ رهن ها.

ف۱۹۹ ڇو ته اهو انهن جي جنس مان هجي ها، پر جڏهن زمين ۾ ماڻهو رهن ٿا ته پوءِ انهن جو ملائڪن مان رسول طلب ڪرڻ نهايت ئي بيجا ۽ بيڪار آهي.

ف۲۰۰ منهنجي صدق ۽ رسالت جي فرض ادا ڪرڻ ۽ توهان جي ڪوڙ ۽ دشمني تي.

ف۲۰۱ ۽ توفيق نه ڏئي.

ف۲۰۲ جيڪي انهن کي هدايت ڪن.

ف۲۰۳ گهليندي.

ف۲۰۴ جيئن اهي دنيا ۾ حق جي ڏسڻ، ڳالهائڻ ۽ ٻڌڻ کان انڌا ۽ گونگا ۽ ٻوڙا بڻيا رهيا، ايئن اٿاريا ويندا.

ف۲۰۵ اهڙا عظيم ۽ ڪشادا آهن.

ف۲۰۶ اهو ان جي قدرت مان ڪجهه عجيب نه آهي.

ف۲۰۷ عذاب جو يا موت ۽ بعث جو.

ف۲۰۸ واضح دليل ۽ حجت قائم ٿيڻ جي باوجود.

ف۲۰۹ جن جي ڪا انتها نه آهي.

بَيِّنٰتٍ فَسْـَٔلْ بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ اِذْ جَآءَهُمْ فَقَالَ لَهٗ فِرْعَوْنُ اِنِّيْ

تہ نيون ف٢١٠ پوءِ بني اسرائيل کان پڇ تہ جڏهن اهو ف٢١١ انهن وٽ آيو تہ ان کي فرعون چيو

لَاَظُنُّكَ يٰمُوْسٰى مَسْحُوْرًا ﴿١٠١﴾ قَالَ لَقَدْ عَلِمْتَ مَآ اَنْزَلَ هٰٓؤُلَآءِ

اي موسیٰ منهنجي گمان ۾ تہ توتي جادو ٿيو آهي ف٢١٢. چيائين يقيناً تون خوب ڄاڻين ٿو ف٢١٣ جو انهن کي نہ لاٿو آهي مگر

اِلَّا رَبُّ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ بَصَآىِٕرَ ۚ وَاِنِّيْ لَاَظُنُّكَ يٰفِرْعَوْنُ

آسمانن ۽ زمين جي مالڪ دل جون اکيون کولي رکندڙ ف٢١٤، ۽ منهنجي گمان ۾ تہ اي فرعون تون ضرور

مَثْبُوْرًا ﴿١٠٢﴾ فَاَرَادَ اَنْ يَّسْتَفِزَّهُمْ مِّنَ الْاَرْضِ فَاَغْرَقْنٰهُ وَمَنْ مَّعَهٗ

تباهہ ٿيڻ وارو آهين ف٢١٥. پوءِ ان گهريو تہ انهن کي ف٢١٦ زمين مان ڪڍي ڇڏي تہ اسان ان کي ۽ ان جي سڀني

جَمِيْعًا ﴿١٠٣﴾ وَّقُلْنَا مِنْۢ بَعْدِهٖ لِبَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ اسْكُنُوا الْاَرْضَ

ساٿين کي ٻوڙي ڇڏيو ف٢١٧. ۽ ان کان پوءِ اسان بني اسرائيلن کي فرمايو تہ هن زمين ۾

فَاِذَا جَآءَ وَعْدُ الْاٰخِرَةِ جِئْنَا بِكُمْ لَفِيْفًا ﴿١٠٤﴾ وَبِالْحَقِّ اَنْزَلْنٰهُ وَبِالْحَقِّ

رهو ف٢١٨ پوءِ جڏهن آخرت جو واعدو ايندو ف٢١٩ اسان توهان سڀني کي گڏي سڏي آڻينداسي ف٢٢٠ ۽ اسان قرآن کي حق

نَزَلَ ۗ وَمَآ اَرْسَلْنٰكَ اِلَّا مُبَشِّرًا وَّنَذِيْرًا ﴿١٠٥﴾ وَقُرْاٰنًا فَرَقْنٰهُ

سان ئي لاٿو ۽ حق جي واسطي ئي لٿو ف٢٢١ ۽ اسان توکي نہ موڪليو مگر خوشي ۽ خوف ٻڌائيندڙ ڪري.

لِتَقْرَاَهٗ عَلَى النَّاسِ عَلٰى مُكْثٍ وَّنَزَّلْنٰهُ تَنْزِيْلًا ﴿١٠٦﴾ قُلْ

۽ قرآن اسان جدا جدا ڪري ف٢٢٢ لاٿو جو تون ان کي ماڻهن تي آهستي آهستي ڪري پڙهين ف٢٢٣ ۽ ان کي اسان درجي بدرجي لاٿو.

اٰمِنُوْا بِهٖٓ اَوْ لَا تُؤْمِنُوْا ۭ اِنَّ الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْعِلْمَ مِنْ قَبْلِهٖٓ اِذَا

ف٢٢٤، تون فرماءِ توهان ماڻهو ان تي ايمان آڻيو يا نہ آڻيو ف٢٢٥ بيشڪ اهي جن کي ان جي نازل ٿيڻ کان اڳ ۾ علم مليو ف٢٢٦

يُتْلٰى عَلَيْهِمْ يَخِرُّوْنَ لِلْاَذْقَانِ سُجَّدًا ﴿١٠٧﴾ وَّيَقُوْلُوْنَ سُبْحٰنَ رَبِّنَآ

جڏهن انهن تي پڙهيو وڃي ٿو تہ ڪاڏي ڀر سجدي ۾ ڪري پوندا آهن. ۽ چوندا آهن پاڪائي آهي اسان جي رب جي

اِنْ كَانَ وَعْدُ رَبِّنَا لَمَفْعُوْلًا ﴿١٠٨﴾ وَيَخِرُّوْنَ لِلْاَذْقَانِ يَبْكُوْنَ

بيشڪ اسان جي رب جو واعدو پورو ٿيڻو هو ف٢٢٧ ۽ ڪاڏي ڀر ڪرندا آهن ف٢٢٨ روئيندي ۽ هي

وَيَزِيْدُهُمْ خُشُوْعًا ﴿١٠٩﴾ ۩ قُلِ ادْعُوا اللّٰهَ اَوِ ادْعُوا الرَّحْمٰنَ ۭ اَيًّا مَّا

قرآن انهن جي دل جي عاجزي کي وڌائي ٿو ف٢٢٩. تون فرماءِ الله چئي ڪري پڪاريو يا رحمٰن چئي، جيڪو چئي پڪاريو

وقف لازم

السجدة ٣



ف٢١٠ حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما فرمايو اهي نوَ نشانيون هي آهن: عصا١، يد بيضاء٢، اُها هٿڪ٣، جيڪا حضرت موسیٰ عليه السلام جي زبان مبارڪ ۾ هئي. پوءِ الله تعالیٰ ان کي حل فرمايو. دريا٤ جو چيرڻ ۽ ان ۾ رستا ٺهڻ، طوفان٥، مَڪڙ٦، سُسرو٧، ڏيڏر٨ ۽ رت٩. انهن مان پوئين ڇهن جو تفصيل سان بيان نائين سيپاري جي ڇهين رڪوع ۾ گذري چڪو. ف٢١١ يعني حضرت موسیٰ عليه السلام. ف٢١٢ يعني معاذ الله، جادو جي اثر کان توهان جو عقل صحيح نہ رهيو يا مسحور ساحر جي معنیٰ ۾ آهي ۽ مطلب هي آهي تہ اهي عجائب، جيڪي توهان ڏيکاريو ٿا، اهي جادو جا ڪرشما آهن. ان تي حضرت موسیٰ عليه السلام ف٢١٣ اي فرعون دُشمن! ف٢١٤ جو انهن آيتن سان منهنجو صدق ۽ منهنجو غير مسحور هجڻ ۽ انهن آيتن جو خدا پاڪ جي طرف کان هجڻ ظاهر آهي. ف٢١٥ هي حضرت موسیٰ عليه السلام جي طرف کان فرعون جي ان قول جو جواب آهي، جو ان کيس مسحور چيو هو. مگر ان جو قول ڪوڙو ۽ باطل هو، جنهن کي اهو پاڻ بہ ڄاڻندو هو، مگر ان جي دُشمني کانئس چورايو ۽ سندس ارشاد حق ۽ صحيح، اهڙي طرح ايئن ئي واقع ٿيو. ف٢١٦ يعني حضرت موسیٰ عليه السلام کي ۽ سندس قوم کي مصر جي. ف٢١٧ ۽ حضرت موسیٰ عليه السلام ۽ سندس قوم کي اسان سلامتي عطا فرمائي. ف٢١٨ يعني مصر ۽ شام جي زمين ۾ (خازن ۽ قرطبي). ف٢١٩ يعني قيامت ف٢٢٠ قيامت جي جاءِ ۾، پوءِ نيڪ بختن ۽ بد بختن کي هڪٻئي کان ممتاز ڪري ڇڏينداسون. ف٢٢١ شيطان جي خلط کان محفوظ رهيو ۽ ڪنهن قسم جي ڦيرگهير ان ۾ رستو نہ لڌو. تبيان ۾ آهي تہ حق مان مُراد حضور پُرنور محبوب رحمت عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي ذات بابرڪات فخر موجودات آهي.

فائدو:- آيت شريف جو اهو جملو هر هڪ بيماري جي لاءِ مجرب عمل آهي. مرض جي جاءِ تي هٿ رکي، پڙهي دم ڪيو وڃي تہ پوءِ الله تعالیٰ جي اذن سان بيماري ختم ٿي وڃي ٿي. محمد بن سماڪ بيمار ٿيو تہ سندس مائٽ پيشاب جي نلي وٺي هڪ نصراني طبيب وٽ علاج جي غرض سان ويا. رستي ۾ هڪ ماڻهو مليو، نهايت خوش رو ۽ خوش لباس، ان جي جسم مبارڪ مان نهايت پاڪ خوشبوءِ اچي رهي هئي. ان فرمايو ڪاڏي ٿا وڃو؟ انهن ماڻهن چيو تہ ابن سماڪ جي پيشاب جي نلي ڏيکارڻ لاءِ فلاڻي طبيب ڏانهن وڃون ٿا. ان فرمايو سبحان الله! الله تعالیٰ جي ولي جي لاءِ خدا جي دُشمن کان مدد گهرو ٿا. پيشاب جي نلي اُڇلايو، واپس وڃو ۽ ان کي چئو تہ درد جي جاءِ تي هٿ رکي بِالْحَقِّ اَنْزَلْنٰهُ وَبِالْحَقِّ نَزَلَ پڙهہ. اِهو فرمائي اهو بزرگ غائب ٿي ويو. انهن موٽي اچي ابن سماڪ کي واقعو بيان ڪيو. ان اهو ڪلمو درد واري هنڌ تي هٿ رکي پڙهيو تہ جلد آرام اچي ويو، تڏهن ابن سماڪ فرمايو تہ اهو حضرت خضر علیٰ نبينا وعليه السلام هو. ف٢٢٢ تيويهن سالن جي عرصي ۾. ف٢٢٣ تہ جيئن ان جا مضمون آساني سان ٻُڌڻ وارن جي ذهن نشين ٿيندا رهن. ف٢٢٤ مصلحتن ۽ حوادث جي اقتضا جي مطابق. ف٢٢٥ ۽ پنهنجي لاءِ آخرت جي نعمت اختيار ڪريو يا جهنم جو عذاب. ف٢٢٦ يعني مؤمن ڪتابي، جيڪي محبوب رحمت للعالمين صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن جي بعثت کان اڳ انتظار ۽ سندس ڳولا ۾ هئا، محبوب عليه الصلوٰة والسلام جن جي بعثت کان پوءِ اسلام سان مشرف ٿيا. جيئن زيد بن عمرو بن نفيل، سلمان فارسي ۽ ابوذر وغيرهم رضی الله تعالیٰ عنهم. ف٢٢٧ جيڪو ان پنهنجن اڳين ڪتابن ۾ فرمايو هو تہ نبي آخر الزمان محبوب محمد مصطفیٰ صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کي مبعوث فرمائيندا سين. ف٢٢٨ پنهنجي پالڻهار جي حضور عجز و نياز سان نرم دلي سان. ف٢٢٩ مسئلو:- قرآن ڪريم جي تلاوت جي وقت روئڻ مستحب آهي. ترمذي ۽ نسائي جي حديث ۾ آهي تہ اهو شخص جهنم ۾ نہ ويندو، جيڪو الله تعالیٰ جي خوف کان روئي.

تَدۡعُوۡا فَلَهُ الۡاَسۡمَآءُ الۡحُسۡنٰى ۚ وَلَا تَجۡهَرۡ بِصَلَاتِكَ وَلَا

سمورا انهيءَ جائي چڱا نالا آهن ف٢٣٠ ۽ پنهنجي نماز نه ته ڏاڍيان آواز سان پڙهو ۽ نه

تُخَافِتۡ بِهَا وَابۡتَغِ بَيۡنَ ذٰلِكَ سَبِيۡلًا ﴿١١٠﴾ وَقُلِ الۡحَمۡدُ لِلّٰهِ الَّذِىۡ

بلڪل آهستي ۽ انهن ٻنهي جي وچ مان رستو طلب ڪر ف٢٣١. ۽ هن طرح چئو ته سموريون تعريفون الله جي واسطي

لَمۡ يَتَّخِذۡ وَلَدًا وَّلَمۡ يَكُنۡ لَّهٗ شَرِيۡكٌ فِى الۡمُلۡكِ وَلَمۡ يَكُنۡ

جنهن پنهنجي واسطي اولاد کي اختيار نه فرمايو ف٢٣٢ ۽ بادشاهي ۾ ڪو به سندس شريڪ نه آهي ف٢٣٣ ۽ نه ئي ڪير ڪمزوريءَ سبب ان جو مددگار

لَّهٗ وَلِىٌّ مِّنَ الذُّلِّ وَكَبِّرۡهُ تَكۡبِيۡرًا ﴿١١١﴾ ع

(جي ضرورت) آهي ف٢٣٤ (مثال طور) ڪمزوريءَ کان ۽ ان جي وڏائي جي واسطي تڪبير چئو. ف٢٣٥

| سُوۡرَةُ الۡكَهۡفِ ١٨ مَكِّيَّةٌ ٦٩ | بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ | اٰيَاتُهَا ١١٠ رُكُوۡعَاتُهَا ١٢ |
|---|---|---|

سورة ڪهف مڪي آهي ف١ هڪ سؤ ڏهه آيتون ۽ ٻارهن رڪوع آهن: الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع)

اَلۡحَمۡدُ لِلّٰهِ الَّذِىۡۤ اَنۡزَلَ عَلٰى عَبۡدِهِ الۡكِتٰبَ وَلَمۡ يَجۡعَلۡ لَّهٗ

سموريون خوبيون الله جي واسطي جنهن پنهنجي ٻانهي ف٢ تي ڪتاب لاٿو ف٣ ۽ ان ۾ ڪا به ڏنگائي اصل نه

عِوَجًا ؕ ﴿١﴾ قَيِّمًا لِّيُنۡذِرَ بَاۡسًا شَدِيۡدًا مِّنۡ لَّدُنۡهُ وَيُبَشِّرَ الۡمُؤۡمِنِيۡنَ

رکيائين ف٤. عدل وارو ڪتاب جو ف٥ الله جي سخت عذاب کان ڊيڄاري ۽ ايمان وارن کي جيڪي چڱا

الَّذِيۡنَ يَعۡمَلُوۡنَ الصّٰلِحٰتِ اَنَّ لَهُمۡ اَجۡرًا حَسَنًا ۙ ﴿٢﴾ مّٰكِثِيۡنَ فِيۡهِ

ڪم ڪن خوشخبري ڏي ته انهن جي واسطي ڀلو ثواب آهي، جنهن ۾ هميشه

اَبَدًا ۙ ﴿٣﴾ وَّيُنۡذِرَ الَّذِيۡنَ قَالُوا اتَّخَذَ اللّٰهُ وَلَدًا ﴿٤﴾ مَا لَهُمۡ بِهٖ مِنۡ

رهندا ۽ انهن کي ف٦ ڊيڄاري جيڪي چوندا آهن ته الله پنهنجي واسطي ڪا اولاد بڻائي آهي ان باري ۾ نه ته انهن کي

عِلۡمٍ وَّلَا لِاٰبَآئِهِمۡ ؕ كَبُرَتۡ كَلِمَةً تَخۡرُجُ مِنۡ اَفۡوَاهِهِمۡ ؕ اِنۡ

ڪو علم آهي نه انهن جي ابن ڏاڏن کي ڪيڏي نه ڏاڍي ڳالهه آهي جيڪا انهن جي منهن مان نڪري ٿي نج ڪوڙ ڳالهائي

يَّقُوۡلُوۡنَ اِلَّا كَذِبًا ﴿٥﴾ فَلَعَلَّكَ بَاخِعٌ نَّفۡسَكَ عَلٰٓى اٰثَارِهِمۡ اِنۡ لَّمۡ

رهيا آهن. متان غم کان پنهنجي پاڻ کي هلاڪ ڪري ويهين انهن جي پٺيان جيڪڏهن اهي

يُؤۡمِنُوۡا بِهٰذَا الۡحَدِيۡثِ اَسَفًا ﴿٦﴾ اِنَّا جَعَلۡنَا مَا عَلَى الۡاَرۡضِ زِيۡنَةً

ان ڳالهه تي ف٨ ايمان نه آڻن ف٩. بيشڪ اسان زمين جو سينگار ڪيو جو ڪجهه ان تي آهي ف١٠



ف٢٣٠ شان نزول:- حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته هڪ رات محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن ڊگهو سجدو ڪيو ۽ پنهنجي سجدي ۾ يَا اَللّٰهُ يَا رَحۡمٰنُ فرمائيندا رهيا. ابوجهل ٻڌو ته چوڻ لڳو ته (حضرت) محمد مصطفیٰ (صلی الله عليه وسلم جن) اسان کي ته ڪيترن معبودن جي پوڄا کان منع ڪن ٿا ۽ پنهنجو پاڻ ته ٻن کي پڪارن ٿا الله کي ۽ رحمٰن کي (معاذ الله). ان جي جواب ۾ هي آيت نازل ٿي ۽ ٻڌايو ويو ته الله ۽ رحمٰن ٻه نالا هڪ ئي برحق معبود جا آهن، توڙي ڪنهن به نالي سان سڏيو.

ف٢٣١ يعني وچٿري آواز سان پڙهو جنهن کي جماعتي آسانيءَ سان ٻڌن. شان نزول:- محبوب رسول ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن مڪه مڪرمه ۾ جڏهن پنهنجن اصحاب ڪرام جي امامت فرمائيندا هئا ته قرأة بلند آواز سان فرمائيندا هئا. مشرڪ ٻڌندا هئا ته قرآن ڪريم کي ۽ ان جي نازل فرمائڻ واري کي ۽ جنهن تي نازل ٿيو انهن سڀني کي گاريون ڏيندا هئا، ان تي هيءَ آيت نازل ٿي.

ع ١٢ ١١ ١٢

ف٢٣٢ جيئن يهودين ۽ نصارن جو گمان آهي.

ف٢٣٣ جيئن مشرڪ چون ٿا.

ف٢٣٤ يعني اهو ڪمزور نه آهي جو ان کي ڪنهن حمايتي ۽ مددگار جي حاجت هجي.

ف٢٣٥ حديث شريف ۾ آهي ته قيامت جي ڏينهن جنت جي طرف سڀني کان اڳ سڏيا ويندا، جيڪي هر حال ۾ الله تعالیٰ جو حمد ڪن ٿا. هڪ ٻي حديث شريف ۾ آهي ته بهترين دعا اَلۡحَمۡدُ لِلّٰهِ آهي ۽ بهترين ذڪر لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ. (ترمذي). مسلم شريف جي حديث ۾ آهي ته الله تعالیٰ وٽ چار ڪلما گهڻا پيارا آهن: لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ اَللّٰهُ اَكۡبَرُ، سُبۡحَانَ اللّٰهِ ۽ اَلۡحَمۡدُ لِلّٰهِ. فائدو:- هيءَ آيت جنهن کي آيت العز آهي، بني عبد المطلب جا ٻار جڏهن ڳالهائڻ شروع ڪندا هئا انهن کي سڀني کان اڳ هيءَ آيت قُلِ الۡحَمۡدُ لِلّٰهِ الَّذِىۡ سيکاري ويندي هئي.

ف١ هن سورة جو نالو سُوۡرَةُ ڪَهۡف آهي، هي سورة مڪيه آهي، هن ۾ هڪ سؤ ڏهه آيتون، هڪ هزار پنج سؤ ستهتر ڪلما ۽ ڇهه هزار ٽي سؤ سٺ حرف آهن.

ف٢ حضور محبوب محمد مصطفیٰ احمد مجتبیٰ صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم.

ف٣ يعني قرآن پاڪ، جيڪا سندس بهترين نعمت ۽ ٻانهن جي لاءِ ڇوٽڪاري ۽ فلاح جو سبب آهي.

ف٤ نه لفظي، نه معنوي نه ان ۾ اختلاف ۽ نه ضد

ف٥ ڪافرن کي.

ف٦ ڪافرن.

ف٧ خالص جهالت کان اهو بهتان مڙهن ٿا ۽ اهڙي باطل ڳالهه بڪن ٿا.

ف٨ يعني قرآن شريف تي. ف٩ هن ۾ حضور پرنور محبوب نبي ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي دل مبارڪ جي تسلي فرمائي وئي ته توهان انهن بي ايمانن جي ايمان کان محروم رهڻ تي ايتري قدر رنج ۽ غم نه ڪريو ۽ پنهنجي مقدس جان کي ان غم کان هلاڪت ۾ نه وجهو. ف١٠ اهو توڙي حيوان هجي يا ٻنات يا کاڻيون يا نهرون.

لَهَا لِنَبْلُوَهُمْ اَيُّهُمْ اَحْسَنُ عَمَلًا ۝٧ وَ اِنَّا لَجٰعِلُوْنَ مَا عَلَيْهَا صَعِيْدًا

جيئن انهن کي آزمايون ته انهن ۾ ڪنهن جا ڪم چڱا آهن. ۽ بيشڪ جو ڪجهه ان تي آهي ته ان کي هڪ ڏينهن اسان ان کي

جُرُزًا ۝٨ اَمْ حَسِبْتَ اَنَّ اَصْحٰبَ الْكَهْفِ وَ الرَّقِيْمِ ۙ كَانُوْا مِنْ

صاف ميدان ڪري ڇڏيندا سين. ڇا تو کي خبر آهي غار ۽ جهنگ جي ڪناري وارا

اٰيٰتِنَا عَجَبًا ۝٩ اِذْ اَوَى الْفِتْيَةُ اِلَى الْكَهْفِ فَقَالُوْا رَبَّنَآ اٰتِنَا مِنْ

اسان جي هڪ عجيب نشاني هئا. جڏهن انهن نوجوانن غار ۾ پناھ ورتي پوءِ عرض ڪيائون اي اسان جا رب

لَّدُنْكَ رَحْمَةً وَّ هَيِّئْ لَنَا مِنْ اَمْرِنَا رَشَدًا ۝١٠ فَضَرَبْنَا عَلٰٓى

اسان کي پاڻ وٽان رحمت ڏي ۽ اسان جي ڪم ۾ اسان جي واسطي منزل ملڻ جو سامان ڪر. پوءِ اسان غار ۾ انهن جي

اٰذَانِهِمْ فِى الْكَهْفِ سِنِيْنَ عَدَدًا ۝١١ ثُمَّ بَعَثْنٰهُمْ لِنَعْلَمَ اَيُّ

ڪنن تي ڪيترا سال ٿڦڪيو سون. پوءِ اسان انهن کي جاڳايو جو ڏسون ته ٻن ٽولن ۾ ڪهڙو

الْحِزْبَيْنِ اَحْصٰى لِمَا لَبِثُوْٓا اَمَدًا ۝١٢ نَحْنُ نَقُصُّ عَلَيْكَ نَبَاَهُمْ

انهن جي رهڻ جي مدت وڌيڪ صحيح ٻڌائي ٿو. اسان انهن جو صحيح صحيح حال توکي ٻڌايون

بِالْحَقِّ ؕ اِنَّهُمْ فِتْيَةٌ اٰمَنُوْا بِرَبِّهِمْ وَ زِدْنٰهُمْ هُدًى ۝١٣ وَّ رَبَطْنَا

اهي ڪجهه جوان هئا جن پنهنجي رب تي ايمان آندو ۽ اسان انهن کي وڌيڪ هدايت ڏني. ۽ اسان انهن

عَلٰى قُلُوْبِهِمْ اِذْ قَامُوْا فَقَالُوْا رَبُّنَا رَبُّ السَّمٰوٰتِ وَ الْاَرْضِ

جي دل ٻڌائي جڏهن بيهي ڪري چيائون ته اسان جو رب اهو آهي جيڪو آسمانن ۽ زمين جو رب آهي

لَنْ نَّدْعُوَا مِنْ دُوْنِهٖٓ اِلٰهًا لَّقَدْ قُلْنَآ اِذًا شَطَطًا ۝١٤ هٰٓؤُلَآءِ قَوْمُنَا

اسان ان کان سواءِ ڪنهن به معبود جي پوڄا ڪندا سين ايئن هجي ته اسان حد ٽپيل ڳالهه چئي. هي جو اسان جي قوم آهي

اتَّخَذُوْا مِنْ دُوْنِهٖٓ اٰلِهَةً ؕ لَوْ لَا يَاْتُوْنَ عَلَيْهِمْ بِسُلْطٰنٍۢ بَيِّنٍ ؕ

هن الله کان سواءِ ٻيا خدا ناهي ڪيا آهن، ڇو نه ٿا انهن تي ڪو روشن دليل آڻين،

فَمَنْ اَظْلَمُ مِمَّنِ افْتَرٰى عَلَى اللّٰهِ كَذِبًا ۝١٥ وَ اِذِ اعْتَزَلْتُمُوْهُمْ

پوءِ ان کان وڌيڪ ظالم ڪير ٿي سگهي ٿو جيڪو الله تي ڪوڙ گهڙي. ۽ جڏهن توهان انهن کان ۽ الله کان

وَ مَا يَعْبُدُوْنَ اِلَّا اللّٰهَ فَاْوٗٓا اِلَى الْكَهْفِ يَنْشُرْ لَكُمْ رَبُّكُمْ مِّنْ

سواءِ سندن سمورن معبودن کان جدا ٿي وڃو ته غار ۾ پناھ وٺو توهان جو رب توهان لاءِ پنهنجي رحمت

وا ۽ ڪير زهد اختيار ڪري ٿو ۽ محرومات ۽ ممنوعات کان بچي ٿو. ف١٢ ۽ آبادين کان پوءِ ويران ڪري ڇڏيندا سين ۽ ساوڪ ۽ وڻ وغيره جيڪي شيون سرنهن ڪيون هيون، تن مان ڪجهه به باقي نه رهندو. پوءِ دنيا جي بي بقا سونهن تي عاشق نه ٿيو. ف١٣ حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته رقيم ان وادي جو نالو آهي، جنهن ۾ اصحاب ڪهف آهن. آيت ۾ ٽن صحابن متعلق فرمايائين ته اهي. ف١٤ پنهنجي ڪافر قوم کان پنهنجو ايمان بچائڻ لاءِ. ف١٥ ۽ هدايت ونصرت، رزق ومغفرت ۽ دشمنن کان امن عطا فرماءِ. **اصحاب ڪهف**: زياده قوي قول هي آهي ته اهي ست سڳورا هئا جيتوڻيڪ انهن جي نالن مبارڪن ۾ ڪنهن قدر اختلاف آهي، پر حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما جي روايت تي جيڪا تفسير خازن ۾ آهي، تن جا نالا هي آهن: مڪسلمينا، يمليخا، مرطونس، بينونس، سارينونس، ذونوانس، ڪشفيط طنونس ۽ سندن ڪتي جو نالو قطمير آهي.

**خاصيتون**:- اهي نالا لکي دروازي تي لڳايا وڃن ته جاءِ سڙڻ کان محفوظ رهي ٿي. سرمايي تي رکيا وڃن ته چوري نه ٿيندو. ٻيڙي يا جهاز انهن جي برڪت سان غرق نه ٿو ٿئي. ڀڳل شخص انهن جي برڪت سان واپس اچي وڃي ٿو. ڪٿي باهه لڳل هجي ته اهي نالا ڪپڙي ۾ لکي اڇلايا وڃن ته اها وسامي ويندي. ٻار جي روئڻ، واري جي بخار، مٿي جي سور، ام الصبيان (ٻارن جي بيماري) ۾، زمين ۽ درياءَ جي سفر ۾، جان ۽ مال جي حفاظت، عقل جي تيزي، قيدي جي آزادي جي لاءِ اهي نالا لکي تعويذ وانگر ٻانهي ۾ ٻڌو وڃي (جمل).

**واقعو**:- حضرت عيسىٰ عليه السلام کان پوءِ انجيل وارن جي حالت تمام خراب ٿي وئي، اهي بت پرستي ۾ مبتلا ٿيا ۽ ٻين کي بت پرستيءَ تي مجبور ڪرڻ لڳا. انهن ۾ دقيانوس بادشاھ وڏو جابر هو، جيڪو بت پرستيءَ تي راضي نه ٿيندو هو ان کي قتل ڪري ڇڏيندو هو. اصحاب ڪهف افسوس شهر جي شريفن ۽ معززن مان ايمان وارا ماڻهو هئا. دقيانوس جي ڏاڍ ۽ ظلم کان پنهنجو ايمان بچائڻ لاءِ ڀڳا ۽ ويجهي جبل جي هڪ غار جي اندر پناھ ورتائون ۽ اتي سمهي پيا، ٽن سون سالن کان وڌيڪ عرصي تائين انهيءَ حال ۾ رهيا. بادشاھ کي ڳولا کان پوءِ معلوم ٿيو ته اهي غار ۾ آهن. تڏهن ان حڪم ڏنو ته غار کي هڪ مضبوط ڀت ٺاهي بند ڪيو وڃي ته جيئن اهي ان ۾ مري وڃن ۽ اها ئي انهن جي قبر ٿي وڃي، اها ئي انهن جي سزا آهي. حڪومت جي عاملن مان اهو ڪم جنهن جي حوالي ڪيو ويو سو نيڪ مرد هو، تنهن صحابه ڪرام جا نالا، تعداد ۽ پورو واقعو قلعي جي تختيءَ تي نقش ڪري ٽامي جي صندوق ۾ ڀت جي بنياد ۾ محفوظ ڪري رکي ڇڏيو ۽ هي به بيان ڪيو ويو آهي ته اهڙي هڪ تختي شاهي خزاني ۾ به محفوظ ڪرائي وئي. ڪجهه عرصي کان پوءِ دقيانوس هلاڪ ٿيو، زمانا گذريا، بادشاهيون تبديل ٿيون



ايستائين جو هڪ نيڪ بادشاھ حڪمران ٿيو، ان جو نالو بيدروس هو، جنهن اٺهٺ سال حڪومت ڪئي، پوءِ ملڪ ۾ فرقه بندي پيدا ٿي ۽ ڪي ماڻهو مرڻ کان پوءِ اٿڻ ۽ قيامت جي اچڻ جا منڪر ٿي ويا. بادشاھ اڪيلو هڪ جاءِ ۾ بند ٿي ويو ۽ ان گريه ۽ زاريءَ سان بارگاه الاهي ۾ دعا ڪئي يا رب! ڪا اهڙي نشاني ظاهر فرماءِ، جنهن سان خلق کي مئلن جي اٿڻ ۽ قيامت جي اچڻ جو يقين حاصل ٿئي. ان زماني ۾ هڪ شخص پنهنجي ٻڪرين جي آرام جي جڳهه حاصل ڪرڻ لاءِ انهيءَ غار کي تجويز ڪيو ۽ ڀت ڪيرائي ڇڏي. ڀت ڪرڻ کان پوءِ ڪا اهڙي هيبت طاري ٿي جو ڪيرائڻ وارا ڀڄي ويا. اصحاب ڪهف الله تعالىٰ جي حڪم سان خوش ۽ شاد اٿيا. چهرا ڪليل، طبيعتون خوش، زندگيءَ جي تازگي موجود، هڪ ٻئي کي سلام ڪيو ۽ نماز جي لاءِ اٿي بيٺا. فارغ ٿي يمليخا کي چيائون ته تون وڃ ۽ بازار مان ڪجهه کائڻ لاءِ وٺي اچ ۽ هي خبر به آڻ ته دقيانوس جو اسان ماڻهن جي متعلق ڪهڙو ارادو آهي. اهو بازار ويو ۽ شهرپناھ جي دروازي تي اسلامي نشاني ڏٺائين. نوان نوان ماڻهو ڏٺائين. انهن کي حضرت عيسىٰ عليه السلام جي نالي جو قسم کڻندي ٻڌائين. تعجب ٿيس ته اهو ڪهڙو معاملو آهي؟ ڪالهه ته ڪو شخص پنهنجو ايمان ظاهر نه ڪري سگهندو هو، حضرت عيسىٰ عليه السلام جي نالي وٺڻ سان قتل ڪيو ويندو هو. اڄ اسلامي نشانيون شهرپناھ تي ظاهر آهن. ماڻهو خوف ۽ خطري کان سواءِ حضرت عيسىٰ عليه السلام جي نالي جا قسم کڻن ٿا. پوءِ پاڻ ماني پچائيندڙ جي دڪان تي ويو ۽ کاڌي خريد ڪرڻ لاءِ ان کي دقيانوسي سڪي جو روپيو ڏنائين، جنهن جو هلڻ صدين کان بند ٿي ويو هو ۽ ان جي ڏسڻ وارو به ڪو باقي نه رهيو هو. بازار وارن خيال ڪيو ته ڪو پراڻو خزانو هن کي هٿ اچي ويو آهي، کيس پڪڙي حاڪم وٽ وٺي آيا. اهو نيڪ شخص هو، ان به معلوم ڪيو ته خزانو ڪٿي آهي. ان چيو ته خزانو ڪٿي به نه آهي. هي روپيو اسان جو پنهنجو آهي. حاڪم چيو ته اها ڳالهه ڪنهن به طرح قابل يقين نه آهي. ان ۾ جيڪو سن موجود آهي، اهو ٽن سون سالن کان وڌيڪ جو آهي ۽ تون نوجوان آهين. اسان ماڻهو پوڙها آهيون. اسان ته اهو سڪو ڪڏهن ڏٺوئي نه آهي. پاڻ فرمايائين مان جيڪي دريافت ڪريان، سو ٺيڪ ٻڌايو ته پوءِ معاملو حل ٿي ويندو. هي ٻڌايو ته دقيانوس بادشاھ ڪنهن حال ۾ خيال ۾ آهي؟ حاڪم چيو ته اڄ ساري زمين تي انهيءَ نالي جو ڪو بادشاھ نه آهي، سوين سال ٿيا، تڏهن هڪ بي ايمان بادشاھ ان نالي جو گذريو آهي. پاڻ فرمايائين ڪالهه ئي ته اسان ان جي خوف کان جان بچائي ڀڳا آهيون، منهنجا ساٿي ويجهي جبل جي هڪ غار ۾ پناھ گزين آهن، هلو ته مان انهن سان توهان کي ملايان. حاڪم ۽ شهر جا عمائد ۽ هڪ وڏي خلق ساڻس گڏ غار وٽ پهتا. اصحاب ڪهف يمليخا جي انتظار ۾ هئا، گهڻن ماڻهن جي اچڻ جو آواز ۽ کڙڪو ٻڌي سمجهيائون ته يمليخا پڪڙجي ويو ۽ دقيانوسي فوج اسان جي ڳولا ۾ اچي رهي آهي. الله تعالىٰ جو شڪر ۽ حمد بجا آڻڻ لڳا. ايتري ۾ اهي ماڻهو پهتا

رَحْمَتِهٖ وَيُهَيِّئْ لَكُمْ مِّنْ اَمْرِكُمْ مِّرْفَقًا ⑯ وَتَرَى الشَّمْسَ اِذَا
پکڙيندو ۽ توهان جي ڪم ۾ آساني جو سامان بڻائيندو ۽ اي محبوب تون سج کي ڏسندين جو جڏهن
طَلَعَتْ تَّزٰوَرُ عَنْ كَهْفِهِمْ ذَاتَ الْيَمِيْنِ وَاِذَا غَرَبَتْ
نڪري ٿو ته انهن جي غار کان ساڄي طرف هليو وڃي ٿو ۽ جڏهن لهي ٿو ته انهن کان
تَّقْرِضُهُمْ ذَاتَ الشِّمَالِ وَهُمْ فِيْ فَجْوَةٍ مِّنْهُ ؕ ذٰلِكَ مِنْ
کٻي طرف پاسو ورائي وڃي ٿو حالانڪ اهي ان غار جي کليل ميدان ۾ آهن ف٢١ هي الله جي نشانين مان آهي ۽
اٰيٰتِ اللّٰهِ ؕ مَنْ يَّهْدِ اللّٰهُ فَهُوَ الْمُهْتَدِ ۚ وَمَنْ يُّضْلِلْ فَلَنْ
جنهن کي الله هدايت ڏئي اهوئي راهه تي آهي ۽ جنهن کي گمراهه ڪري ته هرگز ان جو ڪو حمايتي راهه ڏسيندڙ
تَجِدَ لَهٗ وَلِيًّا مُّرْشِدًا ⑰ وَتَحْسَبُهُمْ اَيْقَاظًا وَّهُمْ رُقُوْدٌ ۖ وَّ
نه لهندين. ۽ تون انهن کي جاڳندو سمجهندين ف٢٣ حالانڪ اهي ستل آهن. ۽ اسان سڄي کٻي سندن
نُقَلِّبُهُمْ ذَاتَ الْيَمِيْنِ وَذَاتَ الشِّمَالِ ۖ وَكَلْبُهُمْ بَاسِطٌ ذِرَاعَيْهِ
پاسا مٽائيندا آهيون ف٢٤ ۽ سندن ڪتو پنهنجون ڪلايون پکيڙيندڙ آهي غار جي چائٺ تي ف٢٥
بِالْوَصِيْدِ ؕ لَوِ اطَّلَعْتَ عَلَيْهِمْ لَوَلَّيْتَ مِنْهُمْ فِرَارًا وَّلَمُلِئْتَ مِنْهُمْ
اي ٻڌندڙ جيڪڏهن تون انهن کي جهاتي پائي نهارين ته پٺي ڏيئي ڀڄين انهن کان ۽ انهن کان هيبت ۾ ڀرجي وڃين ف٢٦
رُعْبًا ⑱ وَكَذٰلِكَ بَعَثْنٰهُمْ لِيَتَسَآءَلُوْا بَيْنَهُمْ ؕ قَالَ قَآئِلٌ مِّنْهُمْ
۽ اسان ايئن انهن کي اٿاريو ف٢٧ جو پاڻ ۾ هڪ ٻئي کان احوال پڇن ف٢٨ انهن مان هڪ ڪهڙو چوڻ وارو چيو ف٢٩ توهان
كَمْ لَبِثْتُمْ ؕ قَالُوْا لَبِثْنَا يَوْمًا اَوْ بَعْضَ يَوْمٍ ؕ قَالُوْا رَبُّكُمْ اَعْلَمُ بِمَا
هت گهڻي دير رهيئو، ڪن چيو ته هڪ ڏينهن رهيا سين يا ڪجهه گهٽ ف٣٠ ٻين چيو توهان جو رب خوب ڄاڻي ٿو توهان جي
لَبِثْتُمْ ؕ فَابْعَثُوْا اَحَدَكُمْ بِوَرِقِكُمْ هٰذِهٖۤ اِلَى الْمَدِيْنَةِ فَلْيَنْظُرْ
رهڻ جي مدت کي ف٣١ پوءِ پاڻ مان هڪڙي کي چاندي جو سڪو ڏيئي ف٣٢ شهر موڪليو پوءِ اهو ڏسي ته اتي
اَيُّهَاۤ اَزْكٰى طَعَامًا فَلْيَاْتِكُمْ بِرِزْقٍ مِّنْهُ وَلْيَتَلَطَّفْ وَلَا يُشْعِرَنَّ
ڪهڙو کاڌو وڌيڪ سٺو آهي ف٣٣ جو توهان جي واسطي ان مان کاڌي جي طور آڻي ۽ جڳائي ته نرمي ڪري ۽ هرگز ڪنهن کي به
بِكُمْ اَحَدًا ⑲ اِنَّهُمْ اِنْ يَّظْهَرُوْا عَلَيْكُمْ يَرْجُمُوْكُمْ اَوْ يُعِيْدُوْكُمْ
توهان جي خبر نه ڏئي. بيشڪ انهن کي جيڪڏهن توهان جي خبر پئي ته توهان کي پٿرن سان چٽيندا ف٣٤ يا پنهنجي دين ف٣٥ ۾ توهان کي

منزل ٤

يمليخا سمورو قصو ٻڌايو. انهن سڀني سمجهي ورتو ته اسان الله تعالیٰ جي حڪم سان ايترو ڊگهو عرصو سمهيا سين ۽ هاڻي هن ڪري اٿاريا ويا آهيون ته ماڻهن لاءِ موت کان پوءِ زنده ڪرڻ جو دليل ۽ نشاني ٿيون. حاڪم غار جي منهن وٽ پهتو ته ان ٽامي جي صندوق ڏٺي، تنهن کي کوليائين ته تختي ظاهر ٿي، جنهن ۾ انهن اصحاب جا نالا ۽ سندن ڪتي جو نالو لکيل هو ته هي جماعت پنهنجي دين جي حفاظت جي لاءِ دقيانوس جي ڊپ کان هن غار ۾ پناهه گزين ٿي. دقيانوس خبر لهي هڪ ڀت سان انهن کي غار ۾ بند ڪري ڇڏڻ جو حڪم ڏنو. اسان اهو حال هن ڪري لکون ٿا ته جڏهن به غار کلي ته ماڻهو حال تي واقف ٿي وڃن. اها تختي پڙهي سڀني کي تعجب ٿيو ۽ ماڻهن الله تعالیٰ جو حمد ۽ ثنا بجا آندي، جو اُن اهڙي نشاني ظاهر فرمائي ڇڏي، جنهن سان موت کان بعد اٿڻ جو يقين حاصل ٿئي ٿو. حاڪم پنهنجي بادشاهه بيدروس کي واقعي جو اطلاع ڏنو. اهو اميرن ۽ عمائدن کي وٺي حاضر ٿيو ۽ شڪرِ الاهي جو سجدو بجا آندائين ته الله تعالیٰ سندس دعا قبول فرمائي. اصحابِ ڪهف بادشاهه سان مليا ۽ فرمايائون اسان توکي الله تعالیٰ جي حوالي ڪريون ٿا والسلام عليك ورحمة الله وبركاته. الله تعالیٰ تنهنجي ۽ تنهنجي ملڪ جي حفاظت فرمائي ۽ جنن ۽ انسانن جي شرڪان بچائي. بادشاهه بيٺوئي هو ته اهي سڳورا پنهنجن بسترن جي طرف واپس ٿي خواب ۾ مصروف ٿيا ۽ الله تعالیٰ کين وفات ڏني. بادشاهه ساڳ جي صندوق ۾ انهن جي جسمن مبارڪن کي محفوظ ڪيو ۽ الله تعالیٰ انهن جي رعب سان حفاظت فرمائي جو ڪنهن جي طاقت نه آهي جو اتي پهچي سگهي. بادشاهه غار جي منهن وٽ مسجد ٺاهڻ جو حڪم ڏنو ۽ هڪ خوشيءَ جو ڏينهن مقرر ڪيائين ته هر سال عيد وانگر ماڻهو اتي اچن (خازن وغيره). مسئلو هن مان معلوم ٿيو ته صالحن ۾ عرس جو معمول پراڻي وقت کان آهي. ف١٦ يعني انهن کي اهڙي ننڊ ڏنائين جو ڪين ڪو به آواز سجاڳ نه ڪري سگهي. ف١٧ ته اصحابِ ڪهف جي. ف١٨ دقيانوس بادشاهه جي اڳيان. ف١٩ ۽ ان لاءِ شريڪ ۽ اولاد ٻڌائي. پوءِ انهن پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي چيو.

ف٢٠ يعني انهن تي سارو ڏينهن پاڇو رهي ٿو ۽ اڀرڻ کان لهڻ تائين ڪنهن وقت به اُس جي گرمي انهن کي نه ٿي پهچي. ف٢١ ۽ تازيون هوائون انهن کي پهچن ٿيون. ف٢٢ چو ته انهن جون اکيون کليل آهن. ف٢٣ سال ۾ هڪ ڀيرو ڏهين محرم تي. ف٢٤ جڏهن اهي پاسو ڦيرائن ٿا ته اهو به پاسو تبديل ڪري ٿو. فائدو: تفسير ثعلبي ۾ آهي ته جيڪو انهن ڪلمن وَكَلْبُهُمْ بَاسِطٌ ذِرَاعَيْهِ بِالْوَصِيْدِ کي لکي ڪري پاڻ سان گڏ رکي، ڪتي جي نقصان کان امن ۾ رهي. ف٢٥ الله تعالیٰ اهڙي هيبت سان انهن جي حفاظت فرمائي آهي جو انهن تائين ڪو وڃي نه ٿو سگهي. حضرت معاويه جنگِ روم جي وقت ڪهف جي طرف لنگهيو ته ان اصحابِ ڪهف ۾ داخل ٿيڻ گهريو. حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما کيس منع ڪيو ۽ هي آيت پڙهي. پوءِ هڪ جماعت حضرت امير معاويه جي حڪم سان داخل ٿي ته الله تعالیٰ هڪ اهڙي هوا لاٿي جو سڀ سڙي ويا. ف٢٦ هڪ ڊگهي مدت کان پوءِ. ف٢٧ ۽ الله تعالیٰ جي قدرتِ عظيمه ڏسي سندن يقين وڌيڪ ٿئي ۽ اهي ان جي نعمتن جو شڪرادا ڪن. ف٢٨ يعني مڪسلمينا، جيڪو انهن ۾ سڀني کان وڏو ۽ سندن سردار آهي. ف٢٩ چو ته اهي غار ۾ سج اڀرڻ وقت داخل ٿيا هئا ۽ جڏهن اٿيا ته ڏهن سج لهڻ وارو هو. تنهن ڪري انهن گمان ڪيو ته هي اهوئي ڏينهن آهي. مسئلو: هن مان ثابت ٿيو ته اجتهاد جائز ۽ غالب گمان جي بنا تي قول ڪرڻ درست آهي. ف٣٠ انهن کي ياته الهام سان معلوم ٿيو ته ڊگهي مدت گذري چڪي يا انهن کي ڪجهه اهڙا دليل ۽ قرينا مليا، جيئن وار ۽ ننهن وڌائيڻ جنهن سان انهن هي خيال ڪيو ته عرصو گهڻو گذري چڪو. ف٣١ يعني دقيانوسي سڪي جا ڪي جيڪي گهر مان کڻي آيا هئا ۽ سمهڻ وقت پنهنجي سيراندي کان رکيا هئا. هن مان معلوم ٿيو ته مسافر کي خرچ سان رکڻ توڪل جي طريقي جي خلاف نه آهي، گهرجي ته ڀروسو الله تعالیٰ تي رکي. ف٣٢ ان ۾ حرمت جو ڪو شبهو نه آهي. ف٣٣ بُري طرح قتل ڪندا. ف٣٤ يعني ڌاڌ ۽ ظلم سان ڪفري ملت.

ع ٥ ٢ ١٤

نصف القرآن باعتبار عدد الحروف بان التاء بعد الباء من النصف الاول واللام الثانية من النصف الاخير

فِیْ مِلَّتِهِمْ وَلَنْ تُفْلِحُوْۤا اِذًا اَبَدًا ﴿۲۰﴾ وَكَذٰلِكَ اَعْثَرْنَا عَلَيْهِمْ

ڦيرائي وجهندا ۽ ايئن ٿيو ته پوءِ توهان جو ڪڏهن ڀلو ڪونه ٿيندو. ۽ اهڙيءَ طرح اسان انهن جي خبر ڪري ڇڏي ف۳۵

لِيَعْلَمُوْۤا اَنَّ وَعْدَ اللّٰهِ حَقٌّ وَّاَنَّ السَّاعَةَ لَا رَيْبَ فِيْهَا ۚ اِذْ

جيئن ماڻهو ڄاڻن ف۳۶ ته الله جو واعدو سچو آهي ۽ قيامت ۾ ڪو شڪ نه آهي، جڏهن

يَتَنَازَعُوْنَ بَيْنَهُمْ اَمْرَهُمْ فَقَالُوا ابْنُوْا عَلَيْهِمْ بُنْيَانًا ؕ رَبُّهُمْ اَعْلَمُ

اُهي ماڻهو انهن جي معاملي ۾ هڪبئي ۾ جهيڙو ڪرڻ لڳا ف۳۷ پوءِ چيائون ته انهن جي غار تي ڪا جاءِ ٺاهيو، انهن جو رب انهن کي

بِهِمْ ؕ قَالَ الَّذِيْنَ غَلَبُوْا عَلٰۤى اَمْرِهِمْ لَنَتَّخِذَنَّ عَلَيْهِمْ مَّسْجِدًا ﴿۲۱﴾

خوب ڄاڻي ٿو انهن چيو جيڪي انهيءَ ڪم ۾ غالب رهيا هئا ف۳۸ قسم آهي اسان ته انهن تي مسجد ٺاهينداسين ف۳۹

سَيَقُوْلُوْنَ ثَلٰثَةٌ رَّابِعُهُمْ كَلْبُهُمْ ۚ وَيَقُوْلُوْنَ خَمْسَةٌ سَادِسُهُمْ

هاڻي ف۴۰ چوندا ته اهي ٽي آهن چوٿون انهن جو ڪتو ۽ ڪجهه چوندا ته پنج آهن ڇهون انهن

كَلْبُهُمْ رَجْمًۢا بِالْغَيْبِ ۚ وَيَقُوْلُوْنَ سَبْعَةٌ وَّثَامِنُهُمْ كَلْبُهُمْ ؕ قُلْ رَّبِّیْۤ

جو ڪتو اڻ ڏٺي ڏکي واري ڳالهه ۾ ڪي چوندا ست آهن ف۴۱ ۽ اٺون انهن جو ڪتو، تون فرماءِ منهنجو رب انهن

اَعْلَمُ بِعِدَّتِهِمْ مَّا يَعْلَمُهُمْ اِلَّا قَلِيْلٌ ۬ فَلَا تُمَارِ فِيْهِمْ اِلَّا مِرَآءً

جي تعداد کي خوب ڄاڻي ٿو ف۴۲ انهن کي نه ٿا ڄاڻن مگر ٿورا ف۴۳ پوءِ تون انهن جي باري ۾ ف۴۴ بحث نه ڪر مگر ايترو جي

ظَاهِرًا ۪ وَّلَا تَسْتَفْتِ فِيْهِمْ مِّنْهُمْ اَحَدًا ﴿۲۲﴾ وَلَا تَقُوْلَنَّ لِشَایْءٍ اِنِّیْ

بحث جيڪو ظاهر ٿي چڪو ف۴۵ ۽ انهن جي ف۴۶ باري ۾ ڪنهن (ڪتابي) کان نه پڇ. ۽ ڪنهن به ڳالهه جي لاءِ هرگز نه چئو ته مان سڀاڻي

فَاعِلٌ ذٰلِكَ غَدًا ﴿۲۳﴾ اِلَّاۤ اَنْ يَّشَآءَ اللّٰهُ ؗ وَاذْكُرْ رَّبَّكَ اِذَا نَسِيْتَ وَقُلْ

هيءُ ڪندس. مگر هيءُ ته الله گهري ف۴۷ ۽ پنهنجي رب کي ياد ڪر جڏهن تون وساري ويهين ف۴۸ ۽ هن طرح چئو

عَسٰۤى اَنْ يَّهْدِيَنِ رَبِّیْ لِاَقْرَبَ مِنْ هٰذَا رَشَدًا ﴿۲۴﴾ وَلَبِثُوْا فِیْ كَهْفِهِمْ

قريب آهي جو منهنجو رب مون کي هن ف۵۰ کان سچائيءَ جي ويجهو رستو ڏيکاري ف۵۱ ۽ اهي پنهنجي غار ۾ ٽي سو سال

ثَلٰثَ مِائَةٍ سِنِيْنَ وَازْدَادُوْا تِسْعًا ﴿۲۵﴾ قُلِ اللّٰهُ اَعْلَمُ بِمَا لَبِثُوْا ۚ لَهٗ

رهيا نو وڌيڪ ف۵۲. تون فرماءِ الله خوب ڄاڻي ٿو ته اهي ڪيترو وقت رهيا ف۵۳، انهيءَ جي واسطي آهن

غَيْبُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ اَبْصِرْ بِهٖ وَاَسْمِعْ ؕ مَا لَهُمْ مِّنْ دُوْنِهٖ

آسمانن ۽ زمين جا سڀ غيب. اهو ڪهڙو نه ڏسندڙ ۽ ڪهڙو نه ٻڌندڙ آهي ف۵۴، ان کان سواءِ انهن جو ف۵۵

ف۳۵ ماڻهن کي دقيانوس جي مرڻ ۽ مُدت گذري وڃڻ کان پوءِ. ف۳۶ ۽ بيدروس جي قوم ۾ جيڪي ماڻهو مرڻ کان پوءِ زنده ٿيڻ جو انڪار ڪن ٿا، تن کي معلوم ٿي وڃي. ف۳۷ يعني انهن جي وفات کان پوءِ انهن جي چوڌاري عمارت ٺاهڻ ۾. ف۳۸ يعني بيدروس بادشاهه ۽ سندس ساٿي. ف۳۹ جنهن ۾ مسلمان نماز پڙهن ۽ انهن جي قرب سان برڪت حاصل ڪن (مدارڪ). مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته بزرگن جي مزارن جي ويجهو مسجدون ٺاهڻ ايمان وارن جو پراڻو طريقو آهي ۽ قرآن ڪريم ۾ ان جو ذڪر فرمائڻ ۽ ان کي منع نه ڪرڻ ان فعل جي درست هجڻ جو مضبوط ترين دليل آهي. مسئلو:- هن مان هي به معلوم ٿيو ته بزرگن جي پاسي ۾ برڪت حاصل ٿيئي ٿي. انهيءَ ڪري ماڻهو الله وارن جي مزارن تي برڪت حاصل ڪرڻ لاءِ ويندا آهن ۽ انهيءَ ڪري قبرن جي زيارت سنت ۽ موجبِ ثواب آهي. ف۴۰ نصراني، جيئن انهن مان سيد ۽ عاقب چيو. ف۴۱ جيڪا اجائي چيئي، ڪنهن طرح صحيح نه ٿي ٿي سگهي. ف۴۲ ۽ اهي چوڻ وارا مسلمان آهن. الله تعالىٰ انهن جي قول کي ثابت رکيو ته انهن جيڪي ڪجهه چيو سو نبي عليه الصلوٰة والسلام جن کان علم حاصل ڪري چيو. ف۴۳ جو ته جهانن جي تفصيل ۽ ڪائنات ماضيه ومستقبله جو علم الله تعالىٰ کين ڏنو آهي يا جنهن کي اهو عطا فرمائي. ف۴۴ حضرت ابن عباس رضی الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته مان انهن ٿورن مان آهيان جن جي آيت ۾ استثنا فرمايا ٿين. ف۴۵ ڪتابين سان. ف۴۶ ۽ قرآن پاڪ ۾ نازل فرمايو ويو، توهان ايتري تي ئي قناعت ڪريو ۽ ان معاملي ۾ يهودين جي جهالت جي اظهار ڪرڻ جي پويان نه ٿيو. ف۴۷ يعني اصحابِ ڪهف جي. ف۴۸ يعني جڏهن ڪنهن ڪم جو ارادو هجي، تڏهن هي چوڻ گهرجي ته انشاء الله ايئن ڪندس، بغير انشاء الله جي نه چئي. شان نزول:- مڪي وارن جڏهن محبوب نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کان اصحابِ ڪهف جو حال معلوم ڪيو هو، تڏهن محبوب سائين فرمايو سڀاڻي ٻڌائيندس ۽ انشاء الله نه فرمايو هو، ته پوءِ ڪيترا ڏينهن وحي نه آيو. پوءِ هيءَ آيت نازل ٿي. ف۴۹ يعني انشاء الله تعالىٰ چوڻ ياد نه رهي ته پوءِ جڏهن ياد اچي، چئي وٺي. حسن رضی الله تعالىٰ عنه فرمايو ته جيستائين ان مجلس ۾ رهي. هن آيت جي تفسير ۾ ڪيترائي قول آهن. ڪن مفسرن فرمايو ته معنىٰ هي آهي ته جيڪڏهن ڪنهن نماز کي وساريو ويو ته پوءِ ياد ايندي ئي ادا ڪري (بخاري ۽ مسلم). ڪن عارفن فرمايو ته معنيٰ هي آهي ته پنهنجي پالڻهار کي ياد ڪر جڏهن تون پاڻ کي وساري ڇڏين، جو ته ذڪر جو ڪمال اهوئي آهي ته ذاڪر مذڪور ۾ فنا ٿي وڃي ؎

ذکر و ذاکر محو گردد بالتمام ؛ جملگی مذکور ماند والسلام

ع ۳ ۵ ۱۵

ف۵۰ اصحابِ ڪهف جي واقعي جي بيان ۽ ان جي خبر ڏيڻ. ف۵۱ يعني اهڙا معجزا عطا فرمائي، جيڪي منهنجي نبوت تي ان کان به وڌيڪ ظاهر دلالت ڪن، جيئن اڳين نبين سڳورن جي احوال جو بيان، غيبن جو علم، قيامت تائين پيش ايندڙ حادثن جي واقعن جو بيان، شق القمر ۽ جانورن کان پنهنجون شاهديون ڏيارڻ وغيرها. (خازن ۽ جمل). ف۵۲ ۽ جيڪڏهن اهي ان مدت ۾ جهيڙو ڪن ته پوءِ ف۵۳ انهيءَ جو فرمائڻ حق آهي. شان نزول:- نجران جي نصارن چيو هو ته ٽي سو سال ته ٺيڪ آهن ۽ نون جي زيادتي ڪهڙي آهي، ان جو اسان کي علم نه آهي. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي. ف۵۴ ڪو ظاهر ۽ ڪو باطن ان کان لڪل نه آهي. ف۵۵ آسمان ۽ زمين وارن جو.

مِنْ وَّلِيٍّ ؗ وَّلَا يُشْرِكُ فِيْ حُكْمِهٖٓ اَحَدًا ﴿٢٦﴾ وَاتْلُ مَآ اُوْحِيَ اِلَيْكَ مِنْ

كو بہ والي نہ آهي ۽ اهو پنهنجي حڪم ۾ ڪنهن کي بہ شريڪ نہ ٿو ڪري ۰ ۽ تلاوت ڪر جيڪو تنهنجي رب جو ڪتاب و٥٦

كِتَابِ رَبِّكَ ۚ لَا مُبَدِّلَ لِكَلِمٰتِهٖ ۚ قف وَلَنْ تَجِدَ مِنْ دُوْنِهٖ مُلْتَحَدًا ﴿٢٧﴾

توڏي وحي ٿيو ان جي ڪلمن کي ڪو بہ مٽائڻ وارو نہ آهي و٥٧ ۽ تون ان کان سواءِ (ڪنهن ٻي) هرگز پناهہ نہ لهندين.

وَاصْبِرْ نَفْسَكَ مَعَ الَّذِيْنَ يَدْعُوْنَ رَبَّهُمْ بِالْغَدٰوةِ وَالْعَشِيِّ

۽ پنهنجي پاڻ کي انهن ماڻهن سان مانوس رک جيڪي صبح ۽ شام پنهنجي رب کي پڪاريندا آهن ان

يُرِيْدُوْنَ وَجْهَهٗ وَلَا تَعْدُ عَيْنٰكَ عَنْهُمْ ۚ تُرِيْدُ زِيْنَةَ الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا ۚ

جي رضا گهرندا آهن و٥٨ ۽ تنهنجون اکيون انهن کي ڇڏي هيڏي هوڏي نہ پون ڇا تون دنيا جي زندگي جو سينگار گهرندين.

وَلَا تُطِعْ مَنْ اَغْفَلْنَا قَلْبَهٗ عَنْ ذِكْرِنَا وَاتَّبَعَ هَوٰىهُ وَكَانَ اَمْرُهٗ

۽ ان جو چيو نہ ڪر جنهن جي دل اسان پنهنجي ياد کان غافل ڪري ڇڏي ۽ اهو پنهنجي سڌ جي پٺيان هليو ۽ ان جو ڪم حد کان ٽپي

فُرُطًا ﴿٢٨﴾ وَقُلِ الْحَقُّ مِنْ رَّبِّكُمْ ۫ قف فَمَنْ شَآءَ فَلْيُؤْمِنْ وَّمَنْ شَآءَ فَلْيَكْفُرْ ۙ

ويو. ۽ تون فرماءِ تہ حق توهان جي رب جي طرف کان آهي و٥٩ پوءِ جيڪو گهري تہ ايمان آڻي ۽ جيڪو گهري تہ

اِنَّآ اَعْتَدْنَا لِلظّٰلِمِيْنَ نَارًا ۙ اَحَاطَ بِهِمْ سُرَادِقُهَا ۭ وَاِنْ يَّسْتَغِيْثُوْا

ڪفر ڪري و٦٠ بيشڪ اسان ظالمن جي واسطي اها باهہ تيار ڪري رکي آهي جنهن جون ڀتيون انهن کي گهيرو ڪنديون و٦١ ۽ جيڪڏهن و٦٢

يُغَاثُوْا بِمَآءٍ كَالْمُهْلِ يَشْوِي الْوُجُوْهَ ۭ بِئْسَ الشَّرَابُ ۭ وَسَآءَتْ مُرْتَفَقًا ﴿٢٩﴾

پاڻي لاءِ فرياد ڪندا تہ انهن جي فرياد رسي ٿيندي انهي پاڻي سان جيڪو ٽمڪندڙ تيل وانگر هوندو جيڪو منهن کي ڀڄي ڇڏيندو ڪهڙو نہ برو

اِنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ اِنَّا لَا نُضِيْعُ اَجْرَ مَنْ اَحْسَنَ

آهي (پاڻي) پيئڻ (جو) و٦٣ (دوزخ) ڪهڙي بري جاءِ آهي رهڻ جي بيشڪ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا اُنهن اسان ضايع نہ ڪنداسين انهن جو اجر

عَمَلًا ﴿٣٠﴾ ۚ اُولٰٓئِكَ لَهُمْ جَنّٰتُ عَدْنٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهِمُ الْاَنْهٰرُ

جن چڱا ڪم ڪيا و٦٤. انهن جي واسطي ٽڪڻ جا باغ آهن جن جي هيٺان نديون وهن

يُحَلَّوْنَ فِيْهَا مِنْ اَسَاوِرَ مِنْ ذَهَبٍ وَّيَلْبَسُوْنَ ثِيَابًا خُضْرًا

ٿيون انهن کي ان ۾ سون جا ڪنگڻ پارايا ويندا و٦٥ ۽ ساوا ڪپڙا سنهي ريشم ۽ ٿلهي

مِّنْ سُنْدُسٍ وَّاِسْتَبْرَقٍ مُّتَّكِـِٕيْنَ فِيْهَا عَلَى الْاَرَآئِكِ ۭ نِعْمَ

پٽ جا پائيندا اتي تيڪ لڳائيندڙ هوندا تختن تي و٦٦ ڪهڙو نہ چڱو

الثلثة

و٥٦ يعني قرآن شريف. و٥٧ ۽ ڪنهن کي ان جي تبديلي ڪرڻ جي قدرت نہ آهي. و٥٨ يعني خلوص سان هر وقت الله تعالى جي عبادت ۾ مشغول رهن ٿا. شانِ نزول:- ڪافرن جي سردارن جي هڪ جماعت محبوب سيد عالم صلى الله تعالى عليه وسلم جن کي عرض ڪيو تہ اسان کي غريبن ۽ مفلسن سان گڏ ويهڻ ۾ شرم اچي ٿو ۽ جيڪڏهن توهان انهن کي پنهنجي صحبت کان جدا ڪريو تہ پوءِ اسان اسلام آڻيون ۽ اسان جي اسلام آڻڻ سان گهڻي خلق اسلام آڻيندي. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي. و٥٩ يعني ان جي توفيق سان حق ۽ باطل ظاهر ٿي چڪو ۽ مان مسلمانن کي انهن جي غربت جي باعث توهان جي دلجوئي جي لاءِ پنهنجي مجلس مبارڪ کان جدا نہ ڪندس. و٦٠ پنهنجي انجام و مآل کي سوچي ۽ سمجهي تہ. و٦١ يعني ڪافرن. و٦٢ اڃ جي سختي کان. و٦٣ الله تعالى جي پناهہ. حضرت ابن عباس رضى الله تعالى عنهما فرمايو اهو غليظ پاڻي آهي زيتون جي تيل جي رهيل ڪچري وانگر ترمذي جي حديث ۾ آهي تہ جڏهن اهو وات جي ويجهو ڪيو ويندو تہ وات جي کل ان سان سڙي ڪري پوندي. ڪن مفسرن جو قول آهي تہ اهو پگهريل قلعي ۽ پتل آهي. و٦٤ بلڪ انهن کي انهن جي نيڪين جي جزا ڏيون ٿا. و٦٥ هر جنتيءَ کي ٽي ٽي ڪنگڻ پهرايا ويندا، سون، چاندي ۽ موتين جا. صحيح حديث ۾ آهي تہ وضوءَ جو پاڻي جتي جتي پهچي ٿو اهي سمورا اعضا بهشتي زيورن سان سينگاريا ويندا. و٦٦ شاهاڻي شان ۽ دٻدٻي سان هوندا.

ع ٩ / ١٦

الثَّوَابُ ؕ وَحَسُنَتْ مُرْتَفَقًا ﴿٣١﴾ وَاضْرِبْ لَهُمْ مَّثَلًا رَّجُلَيْنِ جَعَلْنَا
ثواب ۽ جنت ڪهڙي نه سٺي آرام جي جاءِ آهي. ۽ انهن جي اڳيان ٻن مردن جو حال بيان ڪر ف٦٧ جو انهن مان

لِاَحَدِهِمَا جَنَّتَيْنِ مِنْ اَعْنَابٍ وَّحَفَفْنٰهُمَا بِنَخْلٍ وَّجَعَلْنَا بَيْنَهُمَا
هڪڙي کي ف٦٨ اسان انگورن جا ٻه باغ ڏنا ۽ انهن کي کجين سان ڍڪيو سي ۽ انهن جي وچ ۾

زَرْعًا ﴿٣٢﴾ كِلْتَا الْجَنَّتَيْنِ اٰتَتْ اُكُلَهَا وَلَمْ تَظْلِمْ مِّنْهُ شَيْـًٔا ۙ وَّفَجَّرْنَا خِلٰلَهُمَا
پوک رکي سون ف٦٩ ٻنهي باغن پنهنجو ميوو آندو ۽ ان ۾ ڪا به گهٽتائي نه ڪئي ف٧٠ ۽ ٻنهي جي

نَهَرًا ﴿٣٣﴾ وَّكَانَ لَهٗ ثَمَرٌ ۚ فَقَالَ لِصَاحِبِهٖ وَهُوَ يُحَاوِرُهٗۤ اَنَا اَكْثَرُ مِنْكَ
وچ ۾ اسان نهر هلائي. ۽ ان جي واسطي ف٧١ ٻيا به ميوا هئا ف٧٢ پوءِ پنهنجي سائي ف٧٣ کي چوڻ لڳو هن حال

مَالًا وَّاَعَزُّ نَفَرًا ﴿٣٤﴾ وَدَخَلَ جَنَّتَهٗ وَهُوَ ظَالِمٌ لِّنَفْسِهٖ ۚ قَالَ مَاۤ اَظُنُّ
۾ جو ان سان ڳالهين ڪري رهيو هو ف٧٤ مان تو کان مال ۾ وڌيڪ ۽ ماڻهن جي ڳڻپ ڪري ف٧٥ پنهنجي باغ ۾ ويو ف٧٦ پنهنجي پاڻ تي ظلم

اَنْ تَبِيْدَ هٰذِهٖۤ اَبَدًا ﴿٣٥﴾ وَّمَاۤ اَظُنُّ السَّاعَةَ قَآئِمَةً ۙ وَّلَئِنْ رُّدِدْتُّ
ڪندڙ ف٧٧ چوڻ لڳو مون کي گمان نه آهي ته هي ڪڏهن فنا ٿيندو. ۽ مان گمان نٿو ڪريان ته قيامت قائم ٿيندي ۽

اِلٰى رَبِّيْ لَاَجِدَنَّ خَيْرًا مِّنْهَا مُنْقَلَبًا ﴿٣٦﴾ قَالَ لَهٗ صَاحِبُهٗ وَهُوَ
۽ جيڪڏهن مان پنهنجي ف٧٨ رب جي طرف موٽيس به ته ضرور هن باغ کان بهتر موٽڻ جي جاءِ لهندس ف٧٩ ان جي سنگتي ڳالهين ڪندي

يُحَاوِرُهٗۤ اَكَفَرْتَ بِالَّذِيْ خَلَقَكَ مِنْ تُرَابٍ ثُمَّ مِنْ نُّطْفَةٍ ثُمَّ سَوّٰىكَ
کيس جواب ۾ چيو ڇا تون ان جو انڪار ٿو ڪرين جنهن توکي مٽيءَ مان بڻايو پوءِ نطفي مان پوءِ توکي ٺيڪ

رَجُلًا ﴿٣٧﴾ لٰكِنَّا۠ هُوَ اللّٰهُ رَبِّيْ وَلَاۤ اُشْرِكُ بِرَبِّيْۤ اَحَدًا ﴿٣٨﴾ وَلَوْلَاۤ
مرد ڪيائين ف٨٠ پر مان ته چوان ٿو ته اهو الله ئي منهنجو رب آهي ۽ مان ڪنهن کي به پنهنجي رب جو شريڪ نٿو ڪريان ۽ ڇو نه ٿيو

اِذْ دَخَلْتَ جَنَّتَكَ قُلْتَ مَا شَآءَ اللّٰهُ ۙ لَا قُوَّةَ اِلَّا بِاللّٰهِ ۚ اِنْ تَرَنِ اَنَا
جو جڏهن تون پنهنجي باغ ۾ وئين ته چئين ها ته جيڪي الله گهري ان سا جي ڪا به طاقت نه آهي مگر الله جي مدد سان ف٨١ جيڪڏهن تون

اَقَلَّ مِنْكَ مَالًا وَّوَلَدًا ﴿٣٩﴾ فَعَسٰى رَبِّيْۤ اَنْ يُّؤْتِيَنِ خَيْرًا مِّنْ جَنَّتِكَ
مون کي پاڻ کان مال ۽ اولاد ۾ گهٽ ڏسندو هئين ف٨٢ پوءِ قريب آهي جو منهنجو رب مون کي تنهنجي باغ کان سٺو ڏي ف٨٣

وَيُرْسِلَ عَلَيْهَا حُسْبَانًا مِّنَ السَّمَآءِ فَتُصْبِحَ صَعِيْدًا زَلَقًا ﴿٤٠﴾ اَوْ
۽ تنهنجي باغ تي آسمان کان وڄ ڪيرائي ته اهو پٽ سٽي صاف ميدان ٿي وڃي ف٨٤ يا ان جو

ف٦٧ ته ڪافر ۽ مؤمن ان ۾ غور ڪري پنهنجو پنهنجو انجام ۽ نتيجو سمجهن ۽ انهن ٻن مردن جو حال هي آهي. ف٦٨ يعني ڪافر کي. ف٦٩ يعني انهن کي نهايت بهترين ترتيب سان مرتب ڪيو سي. ف٧٠ ٻهار خوب آيو. ف٧١ باغ وارو ان کان سواءِ ٻيو به. ف٧٢ يعني ڪثير مال سون، چاندي وغيره هر قسم جون شيون. ف٧٣ ايمان دار. ف٧٤ ۽ غرور ڪري ۽ پنهنجي مال تي فخر ڪري چوڻ لڳو ته. ف٧٥ منهنجو ڪٽنب قبيلو وڏو آهي، ملازم، خدمتگار، نوڪر چاڪر گهڻا آهن. ف٧٦ ۽ مسلمان جو هٿ پڪڙي ان کي ساڻ وٺي ويو ۽ ان کي فخر سان هر طرف ڦريو ۽ هر هڪ شيءِ ڏيکاريائين. ف٧٧ ڪفر سان ۽ باغ جي زينت ۽ سونهن رونق ۽ ٻهار ڏسي مغرور ٿي ويو ۽. ف٧٨ جيئن تنهنجو گمان آهي بالفرض. ف٧٩ ڇو ته دنيا ۾ به مان بهترين جڳهه ورتي آهي. ف٨٠ مسلمان. ف٨١ عقل ۽ بلوغيت، قوت ۽ طاقت عطا ڪيائين ۽ تون سڀ ڪجهه حاصل ڪري ڪافر ٿي وئين. ف٨٢ جيڪڏهن تون باغ ڏسي ماشاءالله چوين ها ۽ اعتراف ڪرين ها ته هي باغ ۽ ان جا ثمر ۽ نفعا ۽ فائدا الله تعالى جي مشيت ۽ ان جي فضل ۽ ڪرم سان آهن ۽ سڀ ڪجهه ان جي اختيار ۾ آهي، چاهي ان کي آباد رکي، چاهي ويران ڪري. ائين چوين ها ته اهو تنهنجي حق ۾ بهتر هجي ها، تو ائين ڇو نه ڪيو. ف٨٣ ان سبب کان تڪبر ۾ مبتلا هئين ۽ پنهنجو پاڻ کي وڏو سمجهندو هئين. ف٨٤ دنيا يا آخرت ۾. ف٨٥ جو ان ۾ ساوڪ جو نالو ۽ نشان باقي نه رهي.

يُصْبِحَ مَآؤُهَا غَوْرًا فَلَنْ تَسْتَطِيْعَ لَهٗ طَلَبًا ﴿٤١﴾ وَاُحِيْطَ بِثَمَرِهٖ فَاَصْبَحَ

پاڻي زمين ۾ تمام هيٺ لهي وڃي پوءِ تون ان کي هرگز تلاش نه ڪري سگهين ف٨٧ ۽ ان جي ڦر کي ڇٽ ڪيو ويو ف٨٨ پوءِ پنهنجا

يُقَلِّبُ كَفَّيْهِ عَلٰى مَآ اَنْفَقَ فِيْهَا وَهِيَ خَاوِيَةٌ عَلٰى عُرُوْشِهَا وَيَقُوْلُ

هٿ مليندو رهجي ويو ف٨٩ ان لاڳت تي جيڪو ان باغ ۾ خرچ ڪيو هئائين ۽ اهو پنهنجي ڇتين تي ڪِريل هو ف٩٠ ۽ چئي پيو

يٰلَيْتَنِيْ لَمْ اُشْرِكْ بِرَبِّيْٓ اَحَدًا ﴿٤٢﴾ وَلَمْ تَكُنْ لَّهٗ فِئَةٌ يَّنْصُرُوْنَهٗ مِنْ

اوهه جيڪر مان پنهنجي رب سان ڪنهن کي شريڪ نه ڪريان ها. ۽ ان وٽ ڪا جماعت نه هئي جيڪا الله جي اڳيان ان جي مدد ڪري

دُوْنِ اللّٰهِ وَمَا كَانَ مُنْتَصِرًا ﴿٤٣﴾ هُنَالِكَ الْوَلَايَةُ لِلّٰهِ الْحَقِّ ؕ هُوَ خَيْرٌ

ها نه اهو بدلي وٺڻ جي قابل هو ف٩١ اتي ظاهر ٿئي ٿو ف٩٢ جو اختيار الله سچي جي واسطي ئي آهي ان جو ثواب سڀ کان بهتر

ثَوَابًا وَّخَيْرٌ عُقْبًا ﴿٤٤﴾ وَاضْرِبْ لَهُمْ مَّثَلَ الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا كَمَآءٍ اَنْزَلْنٰهُ

۽ ان کي مڃڻ جو انجام سڀ کان ڀلو. ۽ انهن جي اڳيان ف٩٣ دنيا جي زندگي جو مثال بيان ڪر ف٩٤ جيئن هڪ پاڻي

مِنَ السَّمَآءِ فَاخْتَلَطَ بِهٖ نَبَاتُ الْاَرْضِ فَاَصْبَحَ هَشِيْمًا تَذْرُوْهُ

اسان آسمان مان لاٿو، پوءِ ان جي سبب زمين جي ساوڪ گھاٽي ٿي نڪتي ف٩٥ پوءِ (اوچتو) سُڪل گاهه ٿي ويو

الرِّيٰحُ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ مُّقْتَدِرًا ﴿٤٥﴾ اَلْمَالُ وَالْبَنُوْنَ زِيْنَةُ

جنهن کي هوائون اڏائن ف٩٦ ۽ الله هر شيءِ تي قدرت وارو آهي. ف٩٧ مال ۽ پٽ هي دنيا

الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا ۚ وَالْبٰقِيٰتُ الصّٰلِحٰتُ خَيْرٌ عِنْدَ رَبِّكَ ثَوَابًا وَّخَيْرٌ

جي زندگي جو سينگار آهي ف٩٨ ۽ باقي رهندڙ چڱيون ڳالهيون ف٩٩ انهن جو ثواب تنهنجي رب وٽ بهتر ۽ اميد ۾

اَمَلًا ﴿٤٦﴾ وَيَوْمَ نُسَيِّرُ الْجِبَالَ وَتَرَى الْاَرْضَ بَارِزَةً ۙ وَّحَشَرْنٰهُمْ

سڀ کان چڱو ۽ جنهن ڏينهن اسان جبلن کي هلائينداسين ف١٠٠ ۽ تون زمين کي صاف ڪليل ڏسندين ف١٠١ ۽ اسان انهن کي اٿاريندا سين ف١٠٢

فَلَمْ نُغَادِرْ مِنْهُمْ اَحَدًا ﴿٤٧﴾ وَعُرِضُوْا عَلٰى رَبِّكَ صَفًّا ؕ لَقَدْ

پوءِ انهن مان ڪنهن کي به باقي نه ڇڏينداسين. ۽ سڀ تنهنجي رب جي بارگاهه ۾ صفون ٻڌي پيش ٿيندا ف١٠٣

جِئْتُمُوْنَا كَمَا خَلَقْنٰكُمْ اَوَّلَ مَرَّةٍ ۢ بَلْ زَعَمْتُمْ اَلَّنْ نَّجْعَلَ

بيشڪ توهان اسان وٽ ايئن ئي آيو جيئن اسان توهان کي پهريون ڀيري پيدا ڪيو هو ف١٠٤ بلڪ توهان جو گمان هو ته اسان توهان جي واسطي

لَكُمْ مَّوْعِدًا ﴿٤٨﴾ وَوُضِعَ الْكِتٰبُ فَتَرَى الْمُجْرِمِيْنَ مُشْفِقِيْنَ مِمَّا

ڪو واعدي جو وقت ڪڏهن به نه رکنداسين ف١٠٥ ۽ عمل نامو رکيو ويندو ف١٠٦ پوءِ تون مجرمن کي ڏسندين جو ان لکت کان ڊڄندا هوندا

منزل ٤

ف٨٦ هيٺ هليو وڃي جو ڪنهن نموني ڪڍي نه سگهجي.

ف٨٧ اهڙيءَ طرح ايئن ئي ٿيو، عذاب آيو.

ف٨٨ ۽ باغ بلڪل ويران ٿي ويو.

ف٨٩ پشيماني ۽ حسرت کان.

ف٩٠ ان حال کي پهچي ان کي مومن جي نصيحت ياد اچي ٿي ۽ هاڻي اهو سمجهي ٿو ته سندس ڪفر ۽ سرڪشي جو نتيجو آهي.

ف٩١ جو ضايع ٿيل شيءِ کي واپس ڪري سگهي.

ف٩٢ ۽ اهڙي حالات ۾ معلوم ٿئي ٿو.

ف٩٣ اي محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وسلم.

ف٩٤ ته ان جي حالت اهڙي آهي.

ف٩٥ زمين سرسبز ۽ آباد ٿي، پوءِ جلد ئي ايئن ٿيو.

ف٩٦ ۽ ساڙي ڇڏن.

ف٩٧ پيدا ڪرڻ تي به ۽ فنا ڪرڻ تي به. هن آيت ۾ دنيا جي صفائي وتازگي ۽ خوشي وشادماني ۽ ان جي فنا ۽ هلاڪ ٿيڻ جي ساوڪ سان تمثيل فرمائي وئي ته جهڙي طرح ساوڪ شاداب ٿي فنا ٿي وڃي ٿي ۽ ان جو نالو ۽ نشان باقي نه ٿو رهي. اها ئي حالت دنيا جي بي اعتبار زندگي آهي، ان تي مغرور ۽ عاشق ٿيڻ عقل جو ڪم نه آهي.

ف٩٨ قبر ۽ آخرت جي وات لاءِ توشو نه آهن. حضرت علی المرتضیٰ رضی الله تعالیٰ عنه فرمايو ته مال ۽ اولاد دنيا جي پوک آهن ۽ چڱا ڪم آخرت جي ۽ الله تعالیٰ پنهنجن گهڻن ٻانهن کي اهي سڀ عطا فرمائي ٿو.

ف٩٩ باقيات صالحات مان چڱا ڪم مُراد آهن. جن جا ڦل انسان جي لاءِ باقي رهن ٿا. جيئن پنج وقت نمازون تسبيح وتحميد. حديث شريف ۾ آهي ته محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن باقيات صالحات جي گهڻائي جو حڪم فرمايو. صحابه عرض ڪيو ته اهي ڇا آهن؟ فرمايائون اَللهُ اَکْبَرُ لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللهُ سُبْحَانَ اللهِ وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ وَلَا حَوْلَ وَلَا قُوَّةَ اِلَّا بِاللهِ پڙهڻ.

ف١٠٠ ته پنهنجي جڳهه تان اکڙ جي ڪڪر وانگر روانا ٿيندا.

ف١٠١ نه ان تي ڪو جبل هوندو، نه عمارت، نه وڻ.

ف١٠٢ قبرن مان ۽ حساب جي جاءِ ۾ حاضر ڪنداسين.

ف١٠٣ هر هڪ امت جي جماعت جون قطارون، الڳ الڳ. الله تعالیٰ انهن کي فرمائيندو.

ف١٠٤ زنده جسم ۽ پيرين اگهاڙو، مال ۽ دولت کان سواءِ.

ف١٠٥ جيڪو واعدو ته اسان نبين سڳورن جي زبان تي فرمايو هو ۽ اهو انهن کي فرمايو ويندو جيڪي ماڻهو مرڻ کان پوءِ زنده ڪرڻ ۽ قيامت قائم ٿيڻ جا منڪر هئا. ف١٠٦ هر شخص جو ان جي هٿ ۾، مومن جو ساڄي هٿ ۾، ڪافر جو کابي هٿ ۾.

فِيْهِ وَيَقُوْلُوْنَ يٰوَيْلَتَنَا مَالِ هٰذَا الْكِتٰبِ لَا يُغَادِرُ صَغِيْرَةً وَّ

۽ ڪيا چوندا ها ۽ اسان جي برباديءَ هن لکت کي ڇا ٿيو آهي جو ان نه ڪو ننڍو گناه ڇڏيو آهي ۽ نه وڏو مگر

لَا كَبِيْرَةً اِلَّآ اَحْصٰىهَا ۚ وَوَجَدُوْا مَا عَمِلُوْا حَاضِرًا ۗ وَلَا يَظْلِمُ

ان کي ويڙهي ورتائين ۽ پنهنجا سمورا عمل پنهنجي اڳيان ڏٺائون ۽ تنهنجو رب ڪنهن تي ظلم نه ڪندو آهي

رَبُّكَ اَحَدًا ﴿٤٩﴾ وَاِذْ قُلْنَا لِلْمَلٰٓئِكَةِ اسْجُدُوْا لِاٰدَمَ فَسَجَدُوْٓا اِلَّآ

ف١٠٨ ۽ ياد ڪيو جڏهن اسان ملائڪن کي فرمايو ته آدم کي سجدو ڪريو ف١٠٩ پوءِ سمورن سجدو ڪيو مگر ابليس

اِبْلِيْسَ ۗ كَانَ مِنَ الْجِنِّ فَفَسَقَ عَنْ اَمْرِ رَبِّهٖ ۗ اَفَتَتَّخِذُوْنَهٗ وَذُرِّيَّتَهٗٓ

جيڪو جنن قوم منجهان هو سو پنهنجي رب جي حڪم کان نڪري ويو ف١١٠ ڇا تو هان مون کي ڇڏي ان کي ۽ ان جي اولاد کي

اَوْلِيَآءَ مِنْ دُوْنِيْ وَهُمْ لَكُمْ عَدُوٌّ ۗ بِئْسَ لِلظّٰلِمِيْنَ بَدَلًا ﴿٥٠﴾ مَآ اَشْهَدْتُّهُمْ

دوست بڻايو ٿا ف١١١ جڏهن ته اهي توهان جا دشمن آهن ظالمن کي ڪهڙو نه برو بدلو مليو ف١١٢ نه مان آسمانن ۽ زمين جي ٺاهڻ

خَلْقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَلَا خَلْقَ اَنْفُسِهِمْ ۠ وَمَا كُنْتُ مُتَّخِذَ

وقت انهن کي سامهون ويهاريو هو نه پاڻ انهن کي پيدا ڪرڻ وقت ۽ نه ئي منهنجو شان جو گمراهه ڪندڙن کي پاڻ بيلي

الْمُضِلِّيْنَ عَضُدًا ﴿٥١﴾ وَيَوْمَ يَقُوْلُ نَادُوْا شُرَكَآءِيَ الَّذِيْنَ زَعَمْتُمْ

بڻايان ف١١٣ ۽ جنهن ڏينهن فرمائيندو ف١١٤ ته سڏيو منهنجي شريڪن کي جن کي توهان (شريڪ) گمان ڪندا هئا پوءِ انهن

فَدَعَوْهُمْ فَلَمْ يَسْتَجِيْبُوْا لَهُمْ وَجَعَلْنَا بَيْنَهُمْ مَّوْبِقًا ﴿٥٢﴾ وَرَاَ الْمُجْرِمُوْنَ

کي سڏيندا اهي انهن کي جواب نه ڏيندا ۽ اسان انهن جي ف١١٥ وچ ۾ هڪ هلاڪت جو ميدان ڪنداسين ف١١٦ ۽ ڏوهاري دوزخ

النَّارَ فَظَنُّوْٓا اَنَّهُمْ مُّوَاقِعُوْهَا وَلَمْ يَجِدُوْا عَنْهَا مَصْرِفًا ﴿٥٣﴾ وَلَقَدْ صَرَّفْنَا

کي ڏسندا پوءِ يقين ڪندا ته انهن کي هن ۾ ڪرڻو آهي ۽ ان کان ڦرڻ جي ڪا به جاءِ نه لهندا ف١١٧ ۽ بيشڪ اسان ماڻهن

فِيْ هٰذَا الْقُرْاٰنِ لِلنَّاسِ مِنْ كُلِّ مَثَلٍ ۗ وَكَانَ الْاِنْسَانُ اَكْثَرَ

جي واسطي هن قرآن ۾ هر قسم جا مثال هر نموني بيان فرمايا آهن ف١١٨ ۽ ماڻهو هر شيءِ کان وڌيڪ جهڳڙالو

شَيْءٍ جَدَلًا ﴿٥٤﴾ وَمَا مَنَعَ النَّاسَ اَنْ يُّؤْمِنُوْٓا اِذْ جَآءَهُمُ الْهُدٰى وَيَسْتَغْفِرُوْا

آهي ف١١٨ ۽ ماڻهن کي ڪهڙي شيءِ روڪيو جو ايمان آڻين ها، جڏهن وٽن هدايت ف١١٩ آئي ۽ پنهنجي رب کان معافي

رَبَّهُمْ اِلَّآ اَنْ تَاْتِيَهُمْ سُنَّةُ الْاَوَّلِيْنَ اَوْ يَاْتِيَهُمُ الْعَذَابُ قُبُلًا ﴿٥٥﴾

وٺن ها ف١٢٠ مگر هيءَ ته اڳين جو انهن تي طريقو اچي ف١٢١ يا انهن تي قسم قسم جو عذاب اچي.

---

ف١٠٧ ان ۾ پنهنجيون برايون لکيل ڏسي ڪري.

ف١٠٨ نه ڪنهن تي بي ڏوهه عذاب ڪري، نه ڪنهن جون نيڪيون گهٽائي.

ف١٠٩ تحيت جو.

ف١١٠ ۽ مامور هجڻ جي باوجود ان سجدو نه ڪيو ته پوءِ اي بني آدم!

ف١١١ ۽ ان جي اطاعت اختيار ڪريو ٿا.

ف١١٢ جو الله تعالیٰ جي طاعت بجا آڻڻ جي بجاءِ شيطان جي طاعت ۾ مبتلا ٿيا.

ع ٦ ‏ ٥ ‏ ١٨

ف١١٣ معنيٰ هي آهي ته شين جي پيدا ڪرڻ ۾ منفرد ۽ اڪيلو آهيان نه منهنجو ڪو شريڪ عمل، نه ڪو مشير ڪار پوءِ مون کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي عبادت ڪهڙي طرح درست ٿي سگهي ٿي.

ف١١٤ الله تعالیٰ، ڪافرن کي.

ف١١٥ يعني بتن ۽ بت پرستن جي يا هدايت وارن ۽ گمراهن جي.

ف١١٦ حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته موبق جهنم جي هڪ وادي جو نالو آهي.

ف١١٧ ته جيئن سمجهن ۽ نصيحت قبول ڪن.

ف١١٨ حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته هتي ماڻهو مان مراد نضر بن حارث آهي ۽ جهيڙي مان ان جو قرآن پاڪ ۾ جهيڙو ڪرڻ. ڪن چيو ته ابي بن خلف مراد آهي. ڪن مفسرن جو قول آهي ته سمورا ڪافر مراد آهن. ڪن وٽ آيت عموم تي آهي ۽ اهو ئي وڌيڪ صحيح آهي.

ف١١٩ يعني قرآن ڪريم يا محبوب نبي اڪرم صلی الله عليه وسلم جن جي ذات مبارڪ.

ف١٢٠ معنيٰ هي آهي ته انهن جي لاءِ عذر جي جاءِ نه آهي، جو ته انهن کي ايمان ۽ استغفار کان ڪرو ڪيندڙ نه آهي.

ع ٧ ‏ ٤ ‏ ١٩

ف١٢١ يعني اها هلاڪت جيڪا مقدر آهي، ان کان پوءِ.

وَمَا نُرْسِلُ الْمُرْسَلِيْنَ اِلَّا مُبَشِّرِيْنَ وَمُنْذِرِيْنَ ۚ وَيُجَادِلُ الَّذِيْنَ

۽ اسان رسولن کي نه موڪليندا آهيون مگر ف١٢٢ خوشي ف١٢٣ ۽ خوف ٻڌائيندڙ ڪري ۽ ڪافر ڪوڙ و جهڳڙو

كَفَرُوْا بِالْبَاطِلِ لِيُدْحِضُوْا بِهِ الْحَقَّ وَاتَّخَذُوْٓا اٰيٰتِيْ وَمَآ اُنْذِرُوْا

ڪندا آهن ف١٢٤ جو ان سان حق کي هٽائن ۽ انهن منهنجي آيتن کي ۽ جيڪي انهن کي خوف ٻڌايا ويا ف١٢٥ تن کي مسخري ڪري

هُزُوًا ﴿٥٦﴾ وَمَنْ اَظْلَمُ مِمَّنْ ذُكِّرَ بِاٰيٰتِ رَبِّهٖ فَاَعْرَضَ عَنْهَا وَنَسِيَ

ورتائون ۽ ان کان وڌيڪ ظالم ڪير آهي جنهن کي سندس رب جون آيتون ياد ڏياريون ويون ته انهن کان منهن ڦيري ويهي ف١٢٦ ۽ وساري

مَا قَدَّمَتْ يَدٰهُ ۭ اِنَّا جَعَلْنَا عَلٰي قُلُوْبِهِمْ اَكِنَّةً اَنْ يَّفْقَهُوْهُ وَفِيْٓ

ويهي جيڪي سندس هٿن اڳي ڪري موڪليو ف١٢٧ اسان انهن جي دلين تي پردا وجهي ڇڏيا آهن قرآن جي سمجهڻ

اٰذَانِهِمْ وَقْرًا ۭ وَاِنْ تَدْعُهُمْ اِلَى الْهُدٰى فَلَنْ يَّهْتَدُوْٓا اِذًا اَبَدًا ﴿٥٧﴾ وَ

کان ۽ انهن جي ڪنن ۾ بوڙاڻپ ف١٢٨ ۽ جيڪڏهن تون انهن کي هدايت جي طرف سڏين تڏهن به اهي ڪڏهن به سڌي راهه نه لهندا ف١٢٩

رَبُّكَ الْغَفُوْرُ ذُو الرَّحْمَةِ ۭ لَوْ يُؤَاخِذُهُمْ بِمَا كَسَبُوْا لَعَجَّلَ لَهُمُ الْعَذَابَ ۭ

۽ تنهنجو رب بخشڻهار مهر وارو آهي جيڪڏهن اهو انهن کي ف١٣٠ سندن ڪرتوتن تي پڪڙي ها ته جلد انهن تي عذاب موڪلي ها

بَلْ لَّهُمْ مَّوْعِدٌ لَّنْ يَّجِدُوْا مِنْ دُوْنِهٖ مَوْىِٕلًا ﴿٥٨﴾ وَتِلْكَ الْقُرٰٓى اَهْلَكْنٰهُمْ

ف١٣١ بلڪ انهن جي واسطي واعدي جو هڪ وقت آهي ف١٣٢ جنهن جي اڳيان ڪا به پناهه نه لهندا ۽ هي ڳوٺ اسان

لَمَّا ظَلَمُوْا وَجَعَلْنَا لِمَهْلِكِهِمْ مَّوْعِدًا ﴿٥٩﴾ وَاِذْ قَالَ مُوْسٰى لِفَتٰىهُ

تباهه ڪيا ف١٣٣ جڏهن انهن ظلم ڪيو ف١٣٤ ۽ اسان انهن جي برباديءَ جي واسطي هڪ مقرر واعدو ڪري ڇڏيو هو ۽ ياد ڪريو جڏهن

لَآ اَبْرَحُ حَتّٰٓي اَبْلُغَ مَجْمَعَ الْبَحْرَيْنِ اَوْ اَمْضِيَ حُقُبًا ﴿٦٠﴾ فَلَمَّا بَلَغَا

موسىٰ ف١٣٥ پنهنجي خادم کي چيو ف١٣٦ مان نه موٽندس تان جو پهچان ٻن سمنڊن جي ملڻ جي جاءِ تي ف١٣٧ يا ورهين تائين.

مَجْمَعَ بَيْنِهِمَا نَسِيَا حُوْتَهُمَا فَاتَّخَذَ سَبِيْلَهٗ فِي الْبَحْرِ سَرَبًا ﴿٦١﴾ فَلَمَّا

هلندو رهان ف١٣٨ پوءِ جڏهن اهي ٻئي ٻن سمنڊن جي گڏجڻ جي جاءِ تي پهتا ف١٣٩ تڏهن پنهنجي مڇي وساري ويٺا ۽ ان سمنڊ ۾ پنهنجو رستو ورتي هلي وئي

جَاوَزَا قَالَ لِفَتٰىهُ اٰتِنَا غَدَاۗءَنَا ۡ لَقَدْ لَقِيْنَا مِنْ سَفَرِنَا هٰذَا نَصَبًا ﴿٦٢﴾

سرنگ ٺاهي پوءِ اهي جڏهن اتان لنگهي ويا ف١٤٠ موسىٰ پنهنجي خادم کي چيو اسان جي صبح جي ماني آڻ بيشڪ اسان کي پنهنجي هن سفر ۾ ڏاڍي تڪليف

قَالَ اَرَءَيْتَ اِذْ اَوَيْنَآ اِلَى الصَّخْرَةِ فَاِنِّىْ نَسِيْتُ الْحُوْتَ ۡ

ڏسڻي پيئي ف١٤١ چيائين ڀلا ڏسو ته اسان جڏهن ٽڪري تي ترسيا هئاسين، مڇي ته مان اتي وساري آيس

ف١٢٢ ايمان وارن اطاعت وارن جي لاءِ ثواب جي. ف١٢٣ بي ايمانن نافرمانن جي لاءِ عذاب جو. ف١٢٤ ۽ رسولن کي پنهنجي مثل بشر چوندا هئا. ف١٢٥ عذاب جا. ف١٢٦ ۽ نصيحت قبول نه ڪري ۽ انهن تي ايمان نه آڻي. ف١٢٧ يعني معصيت ۽ گناهه ۽ نافرماني جيڪي ڪجهه ان ڪيو. ف١٢٨ جو سچ ٻڌي نه ٿا سگهن. ف١٢٩ هي انهن جي حق ۾ آهي جيڪي علمِ الاهي ۾ ايمان کان محروم آهن. ف١٣٠ دنيا ۾ ئي. ف١٣١ پر ان جي رحمت آهي جو انهن مهلت ڏني ۽ عذاب ۾ جلدي نه ڪئي. ف١٣٢ يعني قيامت جو ڏينهن بعث ۽ حساب جو ڏينهن. ف١٣٣ اتان جي رهندڙن کي هلاڪ ڪري ڇڏيو سي ۽ اهي ڳوٺ ويران ٿي ويا، انهن ڳوٺن مان لوط، عاد ۽ ثمود جي قوم وغيره جا ڳوٺ مراد آهن. ف١٣٤ حق کي نه مڃيو ۽ ڪفر اختيار ڪيو. ف١٣٥ ابن عمران نبي محترم توريت ۽ معجزات ظاهر جو صاحب. ف١٣٦ جنهن جو نالو يوشع ابن نون آهي، جيڪو حضرت موسىٰ عليه السلام جي خدمت ۽ صحبت ۾ رهندو هو ۽ ڪانئس علم حاصل ڪندو هو ۽ ڪانئس بعد سندس ولي عهد آهي. ف١٣٧ بحرِ فارس ۽ بحرِ روم مشرق جي طرف ۾ ۽ مجمع البحرين اهو مقام آهي جتي حضرت موسىٰ عليه السلام کي حضرت خضر عليه السلام جي ملاقات جو واعدو ڏنو ويو هو. ان ڪري اتي پهچڻ جو پڪو ارادو ڪيائين ۽ فرمايائين ته مان پنهنجي ڪوشش جاري رکندس جيستائين اتي پهچان. ف١٣٨ جيڪڏهن اها جڳهه پري هجي. پوءِ اهي سڳورا ماني ۽ نمڪين مڇي زنبيل ۾ توشي جي طور تي کڻي روانا ٿيا. ف١٣٩ جتي هڪ پٿر جو ٽڪرو هو ۽ چشمهٔ حيات هو پوءِ اتي ٻنهي سڳورن آرام ڪيو ۽ ننڊ ۾ مصروف ٿي ويا. ڀُڳل مڇي زنبيل ۾ جيئري ٿي ويئي ۽ ٽپ ڏئي درياءَ ۾ وڃي ڪري ۽ اتان پاڻي جو وهڪرو رڪجي ويو ۽ هڪ محراب وانگر ٿي ويو. حضرت يوشع کي سجاڳ ٿيڻ کان پوءِ به حضرت موسىٰ عليه السلام سان ان جو ذڪر ڪرڻ ياد نه رهيو، اهڙي طرح ارشاد ٿئي ٿو. ف١٤٠ ۽ هلندا رهيا ايستائين جو ٻئي ڏينهن کاڌي جو وقت آيو ته پوءِ حضرت. ف١٤١ ٿڪاوٽ به آهي، بک جي سختي به آهي ۽ اها ڳالهه جيستائين مجمع البحرين پهتا هئا پيش نه آئي هئي. منزلِ مقصود کان اڳتي وڌي ڪري ٿڪاوٽ ۽ بک معلوم ٿي. هن ۾ الله تعالىٰ جي حڪمت هئي ته مڇي ياد ڪن ۽ ان جي طلب ۾ منزلِ مقصود جي طرف واپس ٿين. حضرت موسىٰ عليه السلام جي ان فرمائڻ تي خادم معذرت ڪئي ۽.

٨ ع ٦ ٢٠

وَمَآ اَنْسٰنِيْهُ اِلَّا الشَّيْطٰنُ اَنْ اَذْكُرَهٗ ۚ وَاتَّخَذَ سَبِيْلَهٗ فِي الْبَحْرِ ۖ عَجَبًا ﴿٦٣﴾

۽ مون کان شيطان ئي اها ڳالهه ڪرڻ وساري ۽ ان وٺ١٤٢ سمنڊ ۾ پنهنجو رستو ورتو عجب

قَالَ ذٰلِكَ مَا كُنَّا نَبْغِ ۖ فَارْتَدَّا عَلٰٓى اٰثَارِهِمَا قَصَصًا ﴿٦٤﴾ فَوَجَدَا عَبْدًا

آهي. موسىٰ چيو اهو ئي ته اسان گهريو ٿي وٺ١٤٣ تنهن تي پنهنجي موٽيا پنهنجي پيرن جا نشان ته سندا،

مِّنْ عِبَادِنَآ اٰتَيْنٰهُ رَحْمَةً مِّنْ عِنْدِنَا وَعَلَّمْنٰهُ مِنْ لَّدُنَّا عِلْمًا ﴿٦٥﴾

پوءِ اسان جي ٻانهن مان هڪ ٻانهو ڏٺائون وٺ١٤٤ جنهن کي اسان پنهنجي طرفان رحمت ڏني هئي وٺ١٤٥ ۽ ان کي پنهنجو لدني علم عطا

قَالَ لَهٗ مُوْسٰى هَلْ اَتَّبِعُكَ عَلٰٓى اَنْ تُعَلِّمَنِ مِمَّا عُلِّمْتَ رُشْدًا ﴿٦٦﴾

ڪيو وٺ١٤٦ ان کي موسىٰ چيو مان تو سان گڏ رهان هن شرط تي ته مون کي سيکاريندين نيڪ ڳالهه جنهن جي توکي تعليم ملي

قَالَ اِنَّكَ لَنْ تَسْتَطِيْعَ مَعِيَ صَبْرًا ﴿٦٧﴾ وَكَيْفَ تَصْبِرُ عَلٰى مَا لَمْ تُحِطْ

آهي. وٺ١٤٧ چيائين بيشڪ تون مون سان هرگز رهي نه سگهندين. وٺ١٤٨ ۽ تون انهن ڳالهين تي ڪيئن صبر ڪندين جنهن کي

بِهٖ خُبْرًا ﴿٦٨﴾ قَالَ سَتَجِدُنِيْٓ اِنْ شَآءَ اللّٰهُ صَابِرًا وَّلَآ اَعْصِيْ لَكَ

تنهنجو علم شامل نه آهي وٺ١٤٩ چيائين جيڪڏهن الله گهريو ته اجهو تون مون کي صبر وارو لهندين ۽ مان تنهنجي ڪنهن حڪم جي

اَمْرًا ﴿٦٩﴾ قَالَ فَاِنِ اتَّبَعْتَنِيْ فَلَا تَسْئَلْنِيْ عَنْ شَيْءٍ حَتّٰٓى اُحْدِثَ

ابتڙ ڪونه هلندس. چيائين جيڪڏهن توکي مون سان رهڻو آهي ته مون کان ڪنهن به قسم جي پڇا نه ڪرا يستائين جو مان پاڻ ان بابت

لَكَ مِنْهُ ذِكْرًا ﴿٧٠﴾ فَانْطَلَقَا ۫ حَتّٰٓى اِذَا رَكِبَا فِي السَّفِيْنَةِ خَرَقَهَا ۭ قَالَ

بيان نه ڪيان وٺ١٥٠ هاڻي ٻئي هليا تان ته جڏهن ٻيڙي ۾ سوار ٿيا وٺ١٥١ ان ٻانهي ان کي چيري وڌو وٺ١٥٢ چيائين

اَخَرَقْتَهَا لِتُغْرِقَ اَهْلَهَا ۚ لَقَدْ جِئْتَ شَيْـًٔا اِمْرًا ﴿٧١﴾ قَالَ اَلَمْ اَقُلْ اِنَّكَ

ڇا تو انکي ان لاءِ چيريو ته ان جي سوارن کي ٻوڙين. بيشڪ هيءَ تو خراب ڳالهه ڪئي وٺ١٥٣ چيائين مون نه چيو هو

لَنْ تَسْتَطِيْعَ مَعِيَ صَبْرًا ﴿٧٢﴾ قَالَ لَا تُؤَاخِذْنِيْ بِمَا نَسِيْتُ وَلَا

ته تون مون سان هرگز نه رهي سگهندين وٺ١٥٤ چيائين منهنجي وساري جي سبب مون کي پڪڙ نه ڪر وٺ١٥٥ ۽ منهنجي

تُرْهِقْنِيْ مِنْ اَمْرِيْ عُسْرًا ﴿٧٣﴾ فَانْطَلَقَا ۫ حَتّٰٓى اِذَا لَقِيَا غُلٰمًا فَقَتَلَهٗ ۙ

ڪم ۾ مون سان ڏکيائي نه ڪر. پوءِ ٻئي هليا وٺ١٥٦ ايستائين جو جڏهن هڪ ڇوڪرو مليو وٺ١٥٧ ان ٻانهي ان کي ماري ڇڏيو

قَالَ اَقَتَلْتَ نَفْسًا زَكِيَّةً ۢ بِغَيْرِ نَفْسٍ ۭ لَقَدْ جِئْتَ شَيْـًٔا نُّكْرًا ﴿٧٤﴾

موسىٰ چيو ته هڪ پاڪ ساهه کي وٺ١٥٨ بغير ڪنهن ساهه جي بدلي قتل ڪري ڇڏيو، بيشڪ تو ڏاڍي خراب ڳالهه ڪئي.

وٺ١٤٢ يعني مڇي. وٺ١٤٣ مڇيءَ جو وڃڻ ئي ته اسان جي مقصد حاصل ڪرڻ جي نشاني آهي ۽ جنهن جي طلب ۾ اسان هليا آهيون، ان جي ملاقات اتي ئي ٿيندي. وٺ١٤٤ جيڪو چادر ويڙهي آرام فرمائي رهيو هو، اهو حضرت خضر عليه السلام هو. لفظ خضر لغت ۾ ٽي نمونا آيو آهي: خي جي زير ۽ ضاد جي سڪون سان، خي جي زبر ۽ ضاد جي سڪون سان ۽ خا جي زبر ۽ ضاد جي زير سان. اهو لقب آهي ۽ لقب جو سبب هي آهي ته جتي ويهي يا نماز پڙهي ٿو اُتي جيڪڏهن سُڪو گاهه هجي ته اهو سرسبز ٿي وڃي ٿو. سندس نالو بليا بن ملڪان ۽ ڪنيت ابو العباس آهي. هڪ قول هي آهي ته پاڻ* شهزادا آهن. پاڻ دُنيا ڇڏي زهد اختيار فرمايو. وٺ١٤٥ هن رحمت مان يا نبوت مُراد آهي يا ولايت يا علم يا ڊگهي عمر. پاڻ ته يقين سان ولي آهي، سندس نبوت ۾ اختلاف آهي. وٺ١٤٦ يعني غيبن جو علم. مفسرن فرمايو ته علم لدني اهو آهي، جيڪو ٻانهي کي الهام جي طريقي سان حاصل ٿئي. حديث شريف ۾ آهي ته جڏهن حضرت موسىٰ عليه السلام، حضرت خضر علىٰ نبينا وعليه السلام کي ڏٺو ته سفيد چادر ۾ ويڙهيل آهي ته پاڻ ان کي سلام ڪيو، ان معلوم ڪيو ته توهان جي سرزمين ۾ سلام ڪٿي؟ پاڻ فرمايائون ته مان موسىٰ آهيان، ان چيو ته بني اسرائيل جو موسىٰ؟ فرمايائون جي ها ائين ئي. وٺ١٤٧ مسئلو: هن مان معلوم ٿيو ته ماڻهوءَ کي علم جي طلب ۾ رهڻ گهرجي توڙي اهو ڪيترو ئي وڏو عالم هجي. مسئلو: هي به معلوم ٿيو ته جنهن کان علم سکي، اُن سان نوڙت ۽ ادب سان پيش اچي (مدارڪ). خضر حضرت موسىٰ عليه السلام جي جواب ۾. وٺ١٤٨ حضرت اهو هن ڪري فرمايو ته اهو ڄاڻيندو هو ته حضرت موسىٰ عليه السلام امور منڪره ۽ ممنوعه ڏسندو ۽ نبين سڳورن کان ممڪن ئي نه آهي جو اهي منڪرات ڏسي صبر ڪري سگهن. وري حضرت خضر عليه السلام ان صبر جي ڇڏڻ جو عذر به پاڻ ئي بيان فرمايو ۽ فرمايائين. وٺ١٤٩ ۽ ظاهر ۾ اهي منڪر آهن. حديث شريف ۾ آهي ته حضرت خضر عليه السلام حضرت موسىٰ عليه السلام کي فرمايو ته، هڪ علم مون کي الله تعالىٰ اهڙو عطا فرمايو، جيڪو توهان نه ٿا ڄاڻو، ۽ هڪ علم توهان کي اهڙو عطا فرمايائين جيڪو مان نه ٿو ڄاڻان. مفسر ۽ محدّث چون ٿا ته جيڪو علم حضرت خضر عليه السلام پنهنجي لاءِ خاص فرمايو سو باطن ۽ مڪاشفه جو علم آهي ۽ اهو ڪمال وارن جي لاءِ باعثِ فضل آهي. اهڙيءَ طرح وارد ٿيو آهي ته صديق کي نماز وغيره عملن جي بنا تي صحابه ڪرام تي فضيلت نه آهي، بلڪ ان جي فضيلت ان شيءِ سان آهي، جيڪا ان جي سيني ۾ آهي يعني باطن ۽ اسرار جو علم ڇو ته جيڪي فعل ظاهر ٿيندا، سي حڪمت سان ٿيندا جيتوڻيڪ ظاهر ۾ معمول جي خلاف هجن. وٺ١٥٠ مسئلو: هن مان معلوم ٿيو ته شاگرد ۽ مريد جي آداب مان آهي ته اهو استاد ۽ مرشد جي افعال تي اعتراض جي زبان نه کولي ۽ منتظر رهي ته اهي پاڻ ئي ان جي حڪمت ظاهر فرمائن (مدارڪ ۽ ابوالسعود). وٺ١٥١ ۽ ٻيڙيءَ وارن حضرت خضر عليه السلام کي سڃاتو ۽ معاوضي کان سواءِ سوار ڪيو. وٺ١٥٢ ۽ واهولي يا ڪهاڙيءَ سان ان جو هڪ تختو يا ٻه تختا پٽي ڇڏيا ۽ پران جي باوجود پاڻي ٻيڙي ۾ نه آيو. وٺ١٥٣ حضرت خضر عليه السلام. وٺ١٥٤ حضرت موسىٰ عليه السلام. وٺ١٥٥ ڇو ته ڀُل تي شريعت ۾ پڪڙ نه آهي. وٺ١٥٦ يعني ٻيڙي مان لهي هڪ جاءِ تان لنگهيا جتي ڇوڪرا رانديون ڪندي رهيا هئا. وٺ١٥٧ جيڪو انهن ۾ خوبصورت هو ۽ بلوغيت جي حد کي نه پهتو هو. ڪن مفسرن چيو ته جوان هو ۽ ڦُرلٽ ڪندو هو. وٺ١٥٨ جنهن جو ڪو گناهه ثابت نه هو.

* پاڻ بني اسرائيل مان آهن هڪ قول هي آهي

ع ٩ ١١ ٢١

قَالَ اَلَمْ اَقُلْ لَّكَ اِنَّكَ لَنْ تَسْتَطِيْعَ مَعِيَ صَبْرًا ﴿۷۵﴾ قَالَ اِنْ

چيائين ف١٥٩ مون توکي چيو نه هو ته تون مون سان هرگز نه سگهندين. ف١٦٠ چيائين: هن کان پوءِ

سَاَلْتُكَ عَنْ شَيْءٍ بَعْدَهَا فَلَا تُصٰحِبْنِيْ قَدْ بَلَغْتَ مِنْ

جيڪڏهن تو کان ڪجهه پڇان ته پوءِ پاڻ مون سان نه رهه بيشڪ منهنجي طرف کان تنهنجو عذر پورو

لَّدُنِّيْ عُذْرًا ﴿۷۶﴾ فَانْطَلَقَا حَتّٰۤى اِذَآ اَتَيَآ اَهْلَ قَرْيَةِ ِۨاسْتَطْعَمَآ

ٿي چڪو. پوءِ ٻئي هليا ايستائين جو جڏهن هڪ ڳوٺ وارن وٽ پهتا ف١٦١ ته انهن ڳوٺاڻن کان کاڌو گهريائون

اَهْلَهَا فَاَبَوْا اَنْ يُّضَيِّفُوْهُمَا فَوَجَدَا فِيْهَا جِدَارًا يُّرِيْدُ اَنْ

انهن هنن کي دعوت ڪرڻ کان انڪار ڪيو ف١٦٢ پوءِ ٻنهي انهي ڳوٺ ۾ هڪ ڀت ڏٺي جيڪا ڪرڻ واري

يَّنْقَضَّ فَاَقَامَهٗ ۭ قَالَ لَوْ شِئْتَ لَتَّخَذْتَ عَلَيْهِ اَجْرًا ﴿۷۷﴾ قَالَ

هئي ان ٻانهي ف١٦٣ اها ڀت سڌي بيهاري ڇڏي موسىٰ چيو جيڪڏهن تون گهرين ها ته ان تي ڪجهه مزدوري وٺين ها ف١٦٤ چيائين

هٰذَا فِرَاقُ بَيْنِيْ وَبَيْنِكَ ۚ سَاُنَبِّئُكَ بِتَاْوِيْلِ مَا لَمْ تَسْتَطِعْ

هي ف١٦٥ منهنجي ۽ تنهنجي وچ ۾ جدائي آهي، هاڻي مان انهن ڳالهين جي توکي حقيقت ٻڌايندس جن تي توکان صبر نه ٿي

عَّلَيْهِ صَبْرًا ﴿۷۸﴾ اَمَّا السَّفِيْنَةُ فَكَانَتْ لِمَسٰكِيْنَ يَعْمَلُوْنَ فِى

سگهيو. ف١٦٦ اها جيڪا ٻيڙي هئي سا ڪن مسڪينن جي هئي ف١٦٧ جيڪي درياءَ ۾ ڪم ڪندا هئا

الْبَحْرِ فَاَرَدْتُّ اَنْ اَعِيْبَهَا وَكَانَ وَرَآءَهُمْ مَّلِكٌ يَّاْخُذُ كُلَّ

پوءِ مان گهريو ته ان کي عيبدار ڪريان ۽ انهن جي پٺيان هڪ بادشاهه هو ف١٦٨ جيڪو هر ثابت ٻيڙي زوري ڦري وٺندو هو،

سَفِيْنَةٍ غَصْبًا ﴿۷۹﴾ وَاَمَّا الْغُلٰمُ فَكَانَ اَبَوٰهُ مُؤْمِنَيْنِ فَخَشِيْنَآ اَنْ

ف١٦٩ ۽ جيڪو ڇوڪرو هو تنهن جا ماءُ پيءُ مسلمان هئا پوءِ اسان کي انديشو ٿيو ته اهو انهن کي سرڪشي ۽ ڪفر تي

يُّرْهِقَهُمَا طُغْيَانًا وَّكُفْرًا ﴿۸۰﴾ فَاَرَدْنَآ اَنْ يُّبْدِلَهُمَا رَبُّهُمَا خَيْرًا مِّنْهُ زَكٰوةً

نه چاڙهي. ف١٧٠ پوءِ اسان گهريو ته انهن ٻنهي جو رب ان کان بهتر ف١٧١ پاڪيزو ۽ ان کان مهرباني ۾ وڌيڪ ويجهو

وَّاَقْرَبَ رُحْمًا ﴿۸۱﴾ وَاَمَّا الْجِدَارُ فَكَانَ لِغُلٰمَيْنِ يَتِيْمَيْنِ فِى الْمَدِيْنَةِ

عطا ڪري. ف١٧٢ پر اها ڀت جيڪا شهر جي ٻن يتيم ڇوڪرن جي هئي ف١٧٣ ۽ ان جي هيٺان

وَكَانَ تَحْتَهٗ كَنْزٌ لَّهُمَا وَكَانَ اَبُوْهُمَا صَالِحًا ۚ فَاَرَادَ رَبُّكَ اَنْ

انهن جو خزانو هو ف١٧٤ ۽ انهن جو پيءُ چڱو ماڻهو هو ف١٧٥ پوءِ تنهنجي رب گهريو ته اهي ٻئي



ف١٥٩ حضرت خضر ته اي موسىٰ! ف١٦٠ ان جي جواب ۾ حضرت موسىٰ عليه السلام. ف١٦١ حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته ان ڳوٺ مان انطاڪيه مُراد آهي، اتي انهن سگهورن. ف١٦٢ ۽ ميزباني تي آماده نه ٿيا حضرت قتاده کان روايت ٿيل آهي ته اهو ڳوٺ بدتر آهي، جتي مهمانن جي ميزباني نه ڪئي وڃي. ف١٦٣ يعني حضرت خضر عليه السلام پنهنجو هٿ مبارڪ لڳائي پنهنجي ڪرامت سان. ف١٦٤ ڇو ته اهو اسان جي حاجت جو وقت آهي ۽ ڳوٺ وارن اسان جي ڪجهه رعايت نه ڪئي، اهڙي حالت ۾ انهن جي ڪم ڪرڻ تي اجرت وٺڻ مناسب هو، ان تي حضرت خضر. ف١٦٥ وقت يا ان ٽڪراءَ جو انڪار. ف١٦٦ ۽ انهن جي اندر رکيل راز هئا انهن جو اظهار ڪندس. ف١٦٧ جيڪي ڏهه ڀائر هئا انهن ۾ پنج اپاهج هئا، جيڪي ڪجهه نه ڪري سگهندا هئا ۽ پنج تندرست هئا جيڪي. ف١٦٨ جو انهن کي واپسي ۾ ان جي طرف لنگهڻو پوندو هو، ان بادشاهه جو نالو جلندي هو. ٻيڙي وارن کي ان جو حال معلوم نه هو ۽ ان جو طريقو هي هو. ف١٦٩ ۽ جيڪڏهن عيب واري هوندي هئي ته ڇڏي ڏيندو هو، ان ڪري مان هن ٻيڙي کي عيبدار ڪيو ته جيئن اها انهن غريبن لاءِ بچي. ف١٧٠ ۽ ان جي محبت ۾ دين کان ڦري وڃن ۽ گمراهه ٿي وڃن ۽ حضرت خضر جو اهو انديشو هن سبب کان هو ته اهو الله تعالىٰ جي اعلام سان ان جي باطن جي حال کي ڄاڻيندو هو. مسلم جي حديث ۾ آهي ته اهو ڇوڪرو ڪافر پيدا ٿيو هو. امام سبڪي فرمايو ته باطن جو حال ڄاڻي ٻار کي قتل ڪرڻ حضرت خضر عليه السلام سان خاص آهي، ڪيس ان جي اجازت هئي جيڪڏهن ڪو ولي ڪنهن ٻار جي اهڙي حال تي مطلع ٿئي ته ان کي قتل جائز نه آهي. ڪتاب عرائس ۾ آهي ته جڏهن حضرت موسىٰ عليه السلام، حضرت خضر کي فرمايو ته تون صاف جان کي قتل ڪري ڇڏيو. تڏهن اهو کيس ڏکيو لڳو ۽ هن ان ڇوڪري جو ڪنڌ ٽوڙي ان جو گوشت چيريو ته ان جي اندر لکيل هو ته ڪافر آهي، ڪڏهن به الله تعالىٰ تي ايمان نه آڻيندو (جمل). ف١٧١ ٻار گناهن ۽ پليتين کان پاڪ ۽. ف١٧٢ جيڪو والدين سان ادب جو طريقو، سهڻو سلوڪ پيار ۽ محبت رکندو هجي. روايت ٿيل آهي ته الله تعالىٰ انهن کي هڪ ڌيءُ عطا ڪئي جيڪا هڪ نبي جي نڪاح ۾ آئي ۽ ان مان نبي پيدا ٿيو، جنهن جي هٿ تي الله تعالىٰ هڪ امت کي هدايت ڏني. ٻانهي کي جڳائي ته الله تعالىٰ جي قضا تي راضي رهي، انهي ۾ ڀلائي ٿئي ٿي. ف١٧٣ جن جا نالا اصرم ۽ صريم هئا. ف١٧٤ ترمذي حديث ۾ آهي ته ان ڀت جي هيٺان سون ۽ چاندي دفن ٿيل هو. حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته ان ۾ سون جي هڪ تختي هئي، ان

تي هڪ طرف لکيل هو ان جو حال عجيب آهي، جنهن کي موت جو يقين هجي ان کي خوشي ڪهڙي طرح ٿئي. ان جو حال عجيب آهي، جيڪو قضا ۽ قدر جو يقين رکي، تنهن کي غمو ڪيئن ٿئي ٿو. ان جو حال عجيب آهي، جنهن کي رزق جو يقين هجي، سو ڪيئن تڪليف ۾ پوي ٿو.* ان جو حال عجيب آهي، جنهن کي دنيا جي زوال ۽ تبديلي جو يقين هجي، سو ڪيئن مطمئن رهي ٿو ۽ ان سان گڏ لکيل هو لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ ۽ ٻئي پاسي ان تختي تي لکيل هو مان الله آهيان مون کان سواءِ ڪو معبود نه آهي، مان اڪيلو آهيان، منهنجو ڪو شريڪ نه آهي. مان چڱائي ۽ برائي پيدا ڪئي. ان جي لاءِ خوشي، جنهن کي مان چڱائي جي لاءِ پيدا ڪيو ۽ ان جي هٿن تي چڱائي جاري ڪيم. ان جي لاءِ تباهي، جنهن کي برائي جي لاءِ پيدا ڪيم ۽ ان جي هٿن تي برائي جاري ڪيم. ف١٧٥ ان جو نالو ڪاشح هو ۽ اهو شخص پرهيزگار هو. حضرت محمد ابن منڪدر فرمايو ته الله تعالىٰ ٻانهي جي نيڪيءَ سان سندس اولاد ۽ سندس اولاد جي اولاد ۽ سندس ڪٽنب وارن کي ۽ سندس محلي وارن کي پنهنجي حفاظت ۾ رکي ٿو (سبحان الله).

* ان جو حال عجيب آهي، جنهن کي حساب جو يقين هجي اهو ڪيئن غافل رهي ٿو

يَبْلُغَآ اَشُدَّهُمَا وَ يَسْتَخْرِجَا كَنْزَهُمَا ۖ رَحْمَةً مِّنْ رَّبِّكَ ۚ وَمَا

پنهنجي جواني کي پهچن ف١٧٦ ۽ پنهنجو خزانو ڪڍن تنهنجي رب جي مهرباني سان ۽ اهو سڀ مون

فَعَلْتُهُ عَنْ اَمْرِيْ ۭ ذٰلِكَ تَاْوِيْلُ مَا لَمْ تَسْطِعْ عَّلَيْهِ صَبْرًا ﴿٨٢﴾

پنهنجي خيال سان نه ڪيو ف١٧٧ اها حقيقت آهي انهن ڳالهين جي جن تي تو کان صبر نه ٿي سگهيو. ف١٧٨

وَيَسْــَٔـلُوْنَكَ عَنْ ذِي الْقَرْنَيْنِ ۭ قُلْ سَاَتْلُوْا عَلَيْكُمْ مِّنْهُ

۽ تو کان ف١٧٩ ذوالقرنين بابت پڇن پيا ف١٨٠ تون فرماءِ مان توهان کي ان جو بيان پڙهي ٻڌايان ٿو.

ذِكْرًا ﴿٨٣﴾ اِنَّا مَكَّنَّا لَهٗ فِي الْاَرْضِ وَاٰتَيْنٰهُ مِنْ كُلِّ شَيْءٍ سَبَبًا ﴿٨٤﴾

بيشڪ اسان ان کي زمين ۾ طاقت ۽ هر شيءِ جو هڪ سامان عطا فرمايو. ف١٨١ پوءِ اهو هڪ سامان جي پٺيان

فَاَتْبَعَ سَبَبًا ﴿٨٥﴾ حَتّٰٓي اِذَا بَلَغَ مَغْرِبَ الشَّمْسِ وَجَدَهَا تَغْرُبُ

هليو. ف١٨٢ ايستائين جو جڏهن سج لهڻ جي جاءِ تي پهتو ته ان کي هڪ ڪاري گپ جي چشمي ۾ لهندي ڏٺائين

فِيْ عَيْنٍ حَمِئَةٍ وَّوَجَدَ عِنْدَهَا قَوْمًا ڛ قُلْنَا يٰذَا الْقَرْنَيْنِ اِمَّآ

ف١٨٣ ۽ اتي ف١٨٤ هڪ قوم لڌائين ف١٨٥ اسان فرمايو اي ذوالقرنين يا ته تون انهن کي

اَنْ تُعَذِّبَ وَاِمَّآ اَنْ تَتَّخِذَ فِيْهِمْ حُسْنًا ﴿٨٦﴾ قَالَ اَمَّا مَنْ ظَلَمَ

سزا ڏي ف١٨٦ يا انهن سان چڱائي اختيار ڪر ف١٨٧. عرض ڪيائين اهو جنهن ظلم ڪيو ف١٨٨ ان کي ته اسان

فَسَوْفَ نُعَذِّبُهٗ ثُمَّ يُرَدُّ اِلٰى رَبِّهٖ فَيُعَذِّبُهٗ عَذَابًا نُّكْرًا ﴿٨٧﴾ وَاَمَّا

جلدي سزا ڏينداسين ف١٨٩ پوءِ پنهنجي رب جي طرف موٽايو ويندو ف١٩٠ اهو ان کي سخت سزا ڏيندو.

مَنْ اٰمَنَ وَعَمِلَ صَالِحًا فَلَهٗ جَزَاۗءَ الْحُسْنٰى ۚ وَسَنَقُوْلُ لَهٗ مِنْ

۽ جنهن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائين ته ان جو بدلو ڀلائي آهي ف١٩١ ۽ عنقريب اسان ان کي آسان ڪم

اَمْرِنَا يُسْرًا ﴿٨٨﴾ ۭ ثُمَّ اَتْبَعَ سَبَبًا ﴿٨٩﴾ حَتّٰٓي اِذَا بَلَغَ مَطْلِعَ الشَّمْسِ

چونداسين ف١٩٢ پوءِ هڪ سامان جي پٺيان هليو ف١٩٣. ايستائين جو جڏهن سج نڪرڻ جي جاءِ تي پهتو ته ان کي

وَجَدَهَا تَطْلُعُ عَلٰي قَوْمٍ لَّمْ نَجْعَلْ لَّهُمْ مِّنْ دُوْنِهَا سِتْرًا ﴿٩٠﴾

اهڙي قوم تي اڀرندي ڏٺائين جن جي واسطي اسان سج کان ڪا آڙ نه رکي هئي ف١٩٤. ڳالهه اهائي آهي

كَذٰلِكَ ۭ وَقَدْ اَحَطْنَا بِمَا لَدَيْهِ خُبْرًا ﴿٩١﴾ ثُمَّ اَتْبَعَ سَبَبًا ﴿٩٢﴾ حَتّٰٓي

۽ جو ڪجهه ان وٽ هو ف١٩٥ ان سموري کي اسان جو علم گهيريندڙ آهي. ف١٩٦ پوءِ هڪ سامان جي پٺيان هليو ف١٩٧

منزل ٤

ف١٧٦ ۽ سندن عقل ڪامل ٿي وڃي ۽ اهي مضبوط ۽ طاقتور ٿي وڃن. ف١٧٧ بلڪ امرالاهي ۽ الهام خداوندي سان ڪيم. ف١٧٨ ڪي ماڻهو ولي کي نبي تي فضيلت ڏيئي گمراهه ٿي ويا ۽ انهن هي خيال ڪيو ته حضرت موسىٰ کي حضرت خضر کان علم حاصل ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو هن جي باوجود، جو حضرت خضر ولي آهي ۽ حقيقت ۾ ولي کي نبي تي فضيلت ڏيڻ ڪفر جلي آهي ۽ حضرت خضر نبي آهي ۽ جيڪڏهن ائين نه هجي، جيئن ڪن جو گمان آهي ته پوءِ الله تعالىٰ جي طرف کان حضرت موسىٰ عليه السلام جي حق ۾ آزمائش آهي، ان کان سواءِ هي ته ڪتابي ان جا قائل آهن ته اهو حضرت موسىٰ بني اسرائيل جي پيغمبر جو واقعو ئي نه آهي، بلڪ موسىٰ بن ماثان جو واقعو آهي ۽ ولي ته نبي تي ايمان آڻڻ سان ولايت جي مرتبي تي پهچي ٿو. پوءِ اهو ناممڪن آهي ته اهو نبي کان وڌي وڃي (مدارڪ). گهڻا عالم ان تي آهن ۽ مشائخ صوفيه ۽ اصحاب عرفان جو ان تي اتفاق آهي ته حضرت خضر عليه السلام زنده آهي. شيخ ابو عمرو بن صلاح پنهنجي فتوىٰ ۾ فرمايو ته حضرت خضر جمهور علماء ۽ صالحن وٽ زنده آهي ۽ هر سال حج جي زماني ۾ ملندا آهن. هي به منقول آهي ته حضرت خضر چشمهٔ حيات ۾ غسل فرمايو ۽ ان جو پاڻي پيتو والله تعالىٰ اعلم (خازن). ف١٧٩ ابوجهل وغيره مڪي جا ڪافر يا يهودي امتحان جي طريقي سان. ف١٨٠ ذوالقرنين جو نالو اسڪندر آهي. اهو حضرت خضر عليه السلام جو ماسات آهي. ان اسڪندريه ٺاهيو ۽ ان جو نالو پنهنجي نالي تي رکيائين. حضرت خضر عليه السلام سندس وزير ۽ صاحب علم هو. دنيا ۾ اهڙا چار بادشاهه ٿيا آهن، جيڪي پوري دنيا تي حڪمران هئا. جن مان ٻه مؤمن هئا، حضرت ذوالقرنين ۽ حضرت سليمان عليهما السلام ۽ ٻه ڪافر، نمرود ۽ بخت نصر ۽ عنقريب هڪ پنجون بادشاهه هن امت مان ٿيڻ وارو آهي، جنهن جو نالو مبارڪ حضرت امام مهدي آهي. سندس حڪومت پوري سرزمين تي هوندي. ذوالقرنين جي نبوت ۾ اختلاف آهي. حضرت علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنه فرمايو ته اهو نه نبي هو، نه ملائڪ، الله تعالىٰ سان محبت ڪرڻ وارو ٻانهو هو. الله تعالىٰ کيس محبوب بڻايو. ف١٨١ جنهن شيءِ جي خلق کي ضرورت ٿئي ٿي ۽ جيڪو ڪجهه بادشاهن کي گهرجي ۽ شهرن فتح ڪرڻ ۽ دشمنن جي جنگين ۾ درڪار ٿئي ٿو، اهو سڀ عنايت ڪيو سين. ف١٨٢ سبب اها شيءِ آهي، جيڪا مقصود تائين پهچڻ جو ذريعو هجي ته ڀلي اهو علم هجي يا قدرت. پوءِ ذوالقرنين جنهن مقصد جو ارادو ڪيو، انهيءَ جو سبب اختيار ڪيائين. ف١٨٣ ذوالقرنين ڪتابن ۾ ڏٺو هو ته سام جي اولاد مان هڪ شخص چشمهٔ حيات جي طلب ۾ اولهه ۽ اوڀر جي طرف روانو ٿيو ۽ ساڻس گڏ حضرت خضر به هو، اهو ته چشمهٔ حيات تائين پهچي ويو ۽ ان پاڻي به پيتو ۽ مگر ذوالقرنين جي مقدر ۾ نه هو، ان حاصل نه ڪيو. ان سفر ۾ اولهه جي طرف روانو ٿيو جيستائين آبادي آهي، اهي سڀ منزلون طئي ڪري ڇڏيائين ۽ اولهه جي طرف اتي پهتو، جتي آبادي جو نالو ۽ نشان باقي نه رهيو، اُتي کيس سج لهڻ جي وقت ائين نظر آيو ته اهو ڪاري چشمي ۾ ٻڏي ٿو، جيئن دريائي سفر ڪرڻ واري کي پاڻي ۾ ٻڏندو معلوم ٿئي ٿو. ف١٨٤ ان چشمي وٽ. ف١٨٥ جن کي شڪار ڪيل جانورن جا چمڙا پهريل هئا. ان کان سواءِ انهن جي بدن تي ٻيو ڪو لباس نه هو ۽ دريائي مئل جانور سندن غذا هئي. اُهي ماڻهو ڪافر هئا. ف١٨٦ ۽ انهن مان جيڪو اسلام ۾ داخل نه ٿئي، ان کي قتل ڪري ڇڏ ن. ف١٨٧ ۽ انهن کي شريعت جي احڪام جي تعليم ڏين، جيڪڏهن اهي ايمان آڻن. ف١٨٨ يعني ڪفر ۽ شرڪ اختيار ڪيو، ايمان نه آندو. ف١٨٩ قتل ڪنداسون. اها ته ان جي دنيوي سزا آهي. ف١٩٠ قيامت ۾. ف١٩١ يعني جنت. ف١٩٢ ان کي اهڙين شين جو حڪم ڏينداسون، جيڪي ان تي آسان هجن ڏکيون نه هجن. هاڻي ذوالقرنين جي متعلق ارشاد فرمايو وڃي ٿو ته اهو. ف١٩٣ اوڀر جي طرف. ف١٩٤ ان جاءِ تي جنهن جي ۽ سج جي وچ ۾ ڪا شيءِ جبل وڻ وغيره حائل نه هو، نه اتي ڪا عمارت ته اُتي سگهندي هئي ۽ اتان جي ماڻهن جو حال هي هو ته سج اڀرڻ جي وقت غارن ۾ لڪي ويندا هئا ۽ [illegible] ۽ ان کان پوءِ نڪري پنهنجو ڪم ڪار ڪندا هئا. ف١٩٥ فوج، لشڪر، جنگ جا اوزار ۽ بادشاهي جو سامان ۽ ڪن مفسرن فرمايو بادشاهي ۽ ملڪ داري جي قابليت ۽ بادشاهي جي ڪمن ۾ [illegible] انتظام ڏيڻ جي لياقت. ف١٩٦ مفسرن ڪذٰلِكَ جي معنىٰ ۾ هي به چيو آهي ته مراد هي آهي ته ذوالقرنين جهڙو مغربي قوم سان سلوڪ ڪيو هو، اهڙوئي مشرق وارن ساڻ [illegible] ڪيائين، ڇو ته اهي ماڻهو به انهن وانگر ڪافر هئا. پوءِ جن انهن مان ايمان آندو، انهن سان احسان ڪيائين ۽ جيڪي ڪفر تي ڄميا رهيا، انهن کي سزا ڏنائين. ف١٩٧ اتر طرف [illegible] (خازن).

حَتّٰۤى اِذَا بَلَغَ بَيْنَ السَّدَّيْنِ وَجَدَ مِنْ دُوْنِهِمَا قَوْمًا ۙ لَّا يَكَادُوْنَ

تان جو جڏهن ٻن پهاڙن جي وچ ۾ پهتو ته ان کان ٻئي پاسي کي اهڙا ماڻهو لڌائين جيڪي ڪا ڳالهه

يَفْقَهُوْنَ قَوْلًا ﴿٩٣﴾ قَالُوْا يٰذَا الْقَرْنَيْنِ اِنَّ يَاْجُوْجَ وَمَاْجُوْجَ

سمجهندي نظر نه ٿي آيا. ف١٩٨ انهن چيو اي ذوالقرنين بيشڪ ياجوج ۽ ماجوج ف١٩٩

مُفْسِدُوْنَ فِى الْاَرْضِ فَهَلْ نَجْعَلُ لَكَ خَرْجًا عَلٰٓى اَنْ تَجْعَلَ

زمين ۾ فساد مچائن ٿا پوءِ ڇا اسان توهان جي واسطي ڪجهه مال مقرر ڪريون هن تي جو تون اسان جي

بَيْنَنَا وَبَيْنَهُمْ سَدًّا ﴿٩٤﴾ قَالَ مَا مَكَّنِّىْ فِيْهِ رَبِّىْ خَيْرٌ فَاَعِيْنُوْنِىْ

۽ انهن جي وچ ۾ هڪ ديوار ٺاهين ف٢٠٠. چيائين اهو جنهن تي مون کي منهنجي رب طاقت ڏني آهي بهتر آهي ف٢٠١ پوءِ توهان منهنجي مدد،

بِقُوَّةٍ اَجْعَلْ بَيْنَكُمْ وَبَيْنَهُمْ رَدْمًا ﴿٩٥﴾ اٰتُوْنِىْ زُبَرَ الْحَدِيْدِ ؕ حَتّٰى

ڪريو طاقت سان ف٢٠٢ ته مان توهان جي ۽ انهن جي وچ ۾ هڪ مضبوط ڪوٽ ٺاهيان ف٢٠٣ مان وٽ لوهه جا تختا ڪٺا ڪري اچو ف٢٠٤

اِذَا سَاوٰى بَيْنَ الصَّدَفَيْنِ قَالَ انْفُخُوْا ؕ حَتّٰٓى اِذَا جَعَلَهٗ نَارًا ۙ

ايستائين جو جڏهن ٻن ٻهاڙن جي ڪنارن سان برابر ڪري ڇڏيائين چيائين هاڻ ڦوڪيو تان جو جڏهن ان کي باهه ڪري ڇڏيائين

قَالَ اٰتُوْنِىْٓ اُفْرِغْ عَلَيْهِ قِطْرًا ؕ ﴿٩٦﴾ فَمَا اسْطَاعُوْٓا اَنْ يَّظْهَرُوْهُ وَ

چيائين آڻيو ته مان ان تي پگهريل ٽامو ٻري ڇڏيان. پوءِ ياجوج ۽ ماجوج ان تي چڙهي نه سگهيا

مَا اسْتَطَاعُوْا لَهٗ نَقْبًا ﴿٩٧﴾ قَالَ هٰذَا رَحْمَةٌ مِّنْ رَّبِّىْ ۚ فَاِذَا جَآءَ

۽ نه ان ۾ سوراخ ڪري سگهيا. چيائين ف٢٠٥ هي منهنجي رب جي رحمت آهي پوءِ جڏهن منهنجي رب جي

وَعْدُ رَبِّىْ جَعَلَهٗ دَكَّآءَ ۚ وَكَانَ وَعْدُ رَبِّىْ حَقًّا ؕ ﴿٩٨﴾ وَتَرَكْنَا

واعدي جو وقت ايندو ف٢٠٦ ته ان کي ذرا ذرا ڪري ڇڏيندو ۽ منهنجي رب جو واعدو سچو آهي. ف٢٠٧ ۽ ان ڏينهن اسان ڇڏينداسين انهن جي هڪڙن

بَعْضَهُمْ يَوْمَئِذٍ يَّمُوْجُ فِىْ بَعْضٍ وَّنُفِخَ فِى الصُّوْرِ فَجَمَعْنٰهُمْ

کي جو ٻين کي ڳاهيندا، ۽ صور ڦوڪيو ويندو ف٢٠٨ پوءِ اسان سمورن کي ف٢٠٩ گڏ ڪري آڻينداسين

جَمْعًا ۙ ﴿٩٩﴾ وَّعَرَضْنَا جَهَنَّمَ يَوْمَئِذٍ لِّلْكٰفِرِيْنَ عَرْضَا ۙ ﴿١٠٠﴾ الَّذِيْنَ

۽ اسان ان ڏينهن جهنم کي ڪافرن جي سامهون آڻينداسين. ف٢١٠ اهي جن جي اکين تي منهنجي

كَانَتْ اَعْيُنُهُمْ فِىْ غِطَآءٍ عَنْ ذِكْرِىْ وَكَانُوْا لَا يَسْتَطِيْعُوْنَ

يادگيري کان پردو پيل هو ف٢١١ ۽ حق ڳالهه ٻڌي نه سگهندا هئا

ف١٩٨ ڇو ته انهن جي ٻولي عجيب ۽ غريب هئي. انهن سان اشارن وغيره جي مدد سان تڪليف سان ڳالهه ڪري سگهبي هئي.

ف١٩٩ اهي يافث بن نوح عليه السلام جي اولاد مان فسادي ٽولو آهن. انهن جو تعداد تمام گهڻو آهي. زمين ۾ فساد ڪندا هئا. ربيع جي زماني ۾ نڪرندا هئا ته پوکون ۽ سبزيون سڀ کائي ويندا هئا. ڪجهه نه ڇڏيندا هئا ۽ سڪل شيون لڏي ڪڍي ويندا هئا. ماڻهن کي کائي ڇڏيندا هئا. جانورن، وحشي جانورن، نانگن، وڇن وغيره کي به کائي ڇڏيندا هئا. حضرت ذوالقرنين کي ماڻهن انهن جي شڪايت ڪئي ته اهي.

ف٢٠٠ ته جيئن اهي اسان تائين نه پهچي سگهن ۽ اسان انهن جي شر ۽ ايذاءَ کان محفوظ رهون.

ف٢٠١ يعني الله تعالىٰ جي فضل سان مون وٽ گهڻو مال ۽ هر قسم جو سامان موجود آهي، توهان کان ڪجهه به وٺڻ جي حاجت نه آهي.

ف٢٠٢ ۽ جيڪو ڪم مان ٻڌايان ۽ سو پورو ڪريو.

ف٢٠٣ انهن ماڻهن عرض ڪيو پوءِ اسان جي متعلق ڇا خدمت آهي؟ فرمايائين.

ف٢٠٤ ۽ بنياد کوٽايائين. جڏهن پاڻي تائين پهتو ته ان ۾ پٿر ۽ پگهريل ٽامي سان ڄمايو ويو ۽ لوهه جا تختا هيٺ مٿي رکي ڪري انهن جي وچ ۾ ڪاٺيون ۽ ڪوئلا پرايائين ۽ باهه ڏيارايائين. اهڙيءَ طرح اها ڀت جبل جي بلندي تائين اوچي ڪئي وئي ۽ ٻنهي جبلن جي وچ ۾ ڪا جڳهه نه ڇڏي وئي. مٿان کان پگهريل ٽامو ٻريو ويو. اهي سڀ ملي ڪري هڪ سخت جسم بڻجي ويو.

ف٢٠٥ ذوالقرنين ته.

ف٢٠٦ ۽ ياجوج ماجوج جي نڪرڻ جو وقت اچي پهچندو. قيامت جي ويجهو.

ف٢٠٧ حديث شريف ۾ آهي ته ياجوج ماجوج روزانو ان ڀت کي ٽوڙڻ ٿا ۽ سارو ڏينهن محنت ڪندي جڏهن ان کي ٽوڙڻ جي ويجهو ٿين ٿا ته انهن مان ڪو چوي ٿو هاڻ هلو، باقي سڀاڻي ٽوڙينداسين ٻئي ڏينهن جڏهن اچن ٿا ته الله جي حڪم سان اها اڳي کان وڌيڪ مضبوط ٿي وڃي ٿي. جڏهن انهن جي نڪرڻ جو وقت ايندو ته انهن مان چوڻ وارو چوندو هاڻ هلو، باقي ڀت سڀاڻي ٽوڙينداسين انشاءالله. انشاءالله چوڻ جو اهو ڦل ٿيندو جو ان ڏينهن جي محنت ضايع نه ٿيندي ۽ ايندڙ ڏينهن ڪين ڀت ايتري ئي ٽٽل ملندي، جيتري پهرين ڏينهن ٽوڙي ويا هئا. پوءِ اهي نڪري ايندا ۽ زمين ۾ فساد پکيڙيندا ۽ قتل ۽ ڦر لٽ ڪندا ۽ چشمن جو پاڻي پي ويندا. جانورن ۽ وڻن کي ۽ جيڪي ماڻهو هٿ ايندن ته کي کائي ويندا. مڪه مڪرمه، مدينه طيبه ۽ بيت المقدس ۾ داخل نه ٿي سگهندا. الله تعالىٰ، حضرت عيسىٰ عليه السلام جي دعا سان انهن کي هلاڪ ڪندو هن طرح ته انهن جي ڪنڌن جي اندر جيت پيدا ٿيندا، جيڪي انهن جي هلاڪت جو سبب ٿيندا.

ف٢٠٨ هن مان ثابت ٿئي ٿو ته ياجوج ماجوج جو نڪرڻ قرب قيامت جي نشانين مان آهي. ف٢٠٩ يعني سموري خلق کي عذاب ۽ ثواب جي لاءِ قيامت جي ڏينهن. ف٢١٠ ته ان کي صاف ڏسن. ف٢١١ ۽ اهي آيات الاهيه، قرآن، هدايت ۽ بيان قدرت جي دليلن ۽ ايمان کان انڌا ٿيا رهيا ۽ انهن مان ڪنهن شيءِ کي اهي نه ڏسي سگهيا.

سَمۡعًا ﴿١٠١﴾ اَفَحَسِبَ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡۤا اَنۡ يَّتَّخِذُوۡا عِبَادِىۡ مِنۡ

ڦ٢١٢. پوءِ ڇا ڪافر سمجهن ٿا ته منهنجن ٻانهن کي ڦ٢١٣ مون کان سواءِ حمايتي ٺاهي وٺندا

دُوۡنِىۡۤ اَوۡلِيَآءَ ؕ اِنَّاۤ اَعۡتَدۡنَا جَهَنَّمَ لِلۡكٰفِرِيۡنَ نُزُلًا ﴿١٠٢﴾ قُلۡ هَلۡ

ڦ٢١٤ بيشڪ اسان ڪافرن جي مهمانيءَ جي واسطي جهنم تيار ڪري رکيو آهي. تون فرماءِ ڇا اسان توهان کي

نُنَبِّئُكُمۡ بِالۡاَخۡسَرِيۡنَ اَعۡمَالًا ﴿١٠٣﴾ ؕ اَلَّذِيۡنَ ضَلَّ سَعۡيُهُمۡ فِى

ٻڌايون ته سڀني کان وڌيڪ ناقص عمل ڪهڙا آهن ڦ٢١٥. اهي جن جي سموري ڪوشش دنيا جي زندگيءَ ۾ گم ٿي وئي

الۡحَيٰوةِ الدُّنۡيَا وَهُمۡ يَحۡسَبُوۡنَ اَنَّهُمۡ يُحۡسِنُوۡنَ صُنۡعًا ﴿١٠٤﴾

ڦ٢١٦ ۽ اهي هن خيال ۾ آهن ته اسان چڱا ڪم ڪري رهيا آهيون. اُهي ماڻهو جن پنهنجي رب جي آيتن

اُولٰٓئِكَ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا بِاٰيٰتِ رَبِّهِمۡ وَلِقَآئِهٖ فَحَبِطَتۡ اَعۡمَالُهُمۡ فَلَا نُقِيۡمُ

۽ ان سان ملڻ جو انڪار ڪيو ڦ٢١٧ ته پوءِ انهن جا سمورا عمل ڇٽي ويا پوءِ اسان انهن جي واسطي قيامت جي ڏينهن

لَهُمۡ يَوۡمَ الۡقِيٰمَةِ وَزۡنًا ﴿١٠٥﴾ ذٰلِكَ جَزَآؤُهُمۡ جَهَنَّمُ بِمَا كَفَرُوۡا

ڪا تور قائم نه ڪنداسين ڦ٢١٨. هيءُ انهن جو بدلو آهي جهنم هن تي جو انهن ڪفر ڪيو ۽ منهنجي آيتن

وَاتَّخَذُوۡۤا اٰيٰتِىۡ وَرُسُلِىۡ هُزُوًا ﴿١٠٦﴾ اِنَّ الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ

۽ منهنجي رسولن سان مسخري ڪيائون. بيشڪ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا

كَانَتۡ لَهُمۡ جَنّٰتُ الۡفِرۡدَوۡسِ نُزُلًا ﴿١٠٧﴾ خٰلِدِيۡنَ فِيۡهَا لَا يَبۡغُوۡنَ

فردوس جا باغ انهن جي مهمانيءَ جي واسطي آهن. ڦ٢١٩ اهي سدائين انهن ۾ رهندا اتان جاءِ مٽائڻ نه چاهيندا

عَنۡهَا حِوَلًا ﴿١٠٨﴾ قُلۡ لَّوۡ كَانَ الۡبَحۡرُ مِدَادًا لِّـكَلِمٰتِ رَبِّىۡ لَنَفِدَ الۡبَحۡرُ

ڦ٢٢٠ تون فرماءِ جيڪڏهن سمنڊ منهنجي رب جي ڪلمن جي واسطي مس ٿئي ته ضرور سمنڊ ختم ٿي ويندو

قَبۡلَ اَنۡ تَنۡفَدَ كَلِمٰتُ رَبِّىۡ وَلَوۡ جِئۡنَا بِمِثۡلِهٖ مَدَدًا ﴿١٠٩﴾ قُلۡ اِنَّمَاۤ

۽ منهنجي رب جا ڪلما ختم نه ٿيندا جيترو ٻيڪ اسان ايترو ٻيو ان جي مدد جي واسطي آڻيون ڦ٢٢١ تون فرماءِ ظاهر بشري صورت ۾ مان

اَنَا بَشَرٌ مِّثۡلُكُمۡ يُوۡحٰٓى اِلَىَّ اَنَّمَاۤ اِلٰهُكُمۡ اِلٰهٌ وَّاحِدٌ ۚ فَمَنۡ كَانَ يَرۡجُوۡا لِقَآءَ

توهان جهڙو آهيان ڦ٢٢٢ منهنجي طرف وحي ايندو آهي ته توهان جو معبود هڪڙو ئي معبود آهي ڦ٢٢٣ پوءِ جنهن کي پنهنجي رب

رَبِّهٖ فَلۡيَعۡمَلۡ عَمَلًا صَالِحًـا وَّلَا يُشۡرِكۡ بِعِبَادَةِ رَبِّهٖۤ اَحَدًا ﴿١١٠﴾

سان ملڻ جي اميد هجي ان کي گهرجي ته چڱا ڪم ڪري ۽ پنهنجي رب جي بندگيءَ ۾ ڪنهن کي شريڪ نه ڪري. ڦ٢٢٤

ع ١١/١٩ ٢

ڦ٢١٢ پنهنجي بدبختي کان رسول ڪريم محبوب عظيم جن سان دشمني رکڻ جي ڪري. ڦ٢١٣ مثل حضرت عيسىٰ، حضرت عزير ۽ ملائڪن جي. ڦ٢١٤ ۽ اُن کان نفعو حاصل ڪندا. اهو گمان فاسد آهي بلڪ اهي ٻانها انهن کان بيزار آهن ۽ بيشڪ اسان انهن جي ان شرڪ تي عذاب ڪنداسين. ڦ٢١٥ يعني اهي ڪهڙا ماڻهو آهن، جيڪي عمل ڪري ٿڪيا ۽ تڪليفون سٺائون ۽ هي اميد ڪندا رهيا ته انهن عملن تي فضل ۽ مهربانيءَ سان نوازيا ويندا مگر ان جي بجاءِ هلاڪت ۽ بربادي ۾ پيا. حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته اهي يهودي ۽ نصارىٰ آهن. ڪن مفسرن چيو ته اهي راهب ماڻهو آهن، جيڪي گرجائن ۾ گوشه نشين رهندا هئا. حضرت على المرتضىٰ رضى الله تعالىٰ عنه فرمايو ته اهي ماڻهو اهل حروراءِ يعني خارجي آهن. ڦ٢١٦ ۽ عمل باطل ٿي ويا. ڦ٢١٧ رسول ۽ قرآن پاڪ تي ايمان نه آندائون ۽ بعث، حساب ۽ ثواب جا منڪر رهيا. ڦ٢١٨ حضرت ابوسعيد خدري رضى الله تعالىٰ عنه فرمايو ته قيامت جي ڏينهن ڪي ماڻهو اهڙا عمل آڻيندا، جيڪي انهن جي خيال ۾ مڪي مڪرم جي جبلن کان به وڏا هوندا، پر جڏهن اهي تورڻ ويندا ته انهن ۾ ڪجهه به وزن نه هوندو. ڦ٢١٩ حضرت ابوهريره رضى الله تعالىٰ عنه کان روايت ٿيل آهي ته محبوب اعظم سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن فرمايو ته جڏهن الله تعالىٰ کان گهرو ته فردوس گهرو، ڇو ته اها جنتن ۾ سڀني کان بلند ۽ سڀني جي وچ ۾ آهي ۽ ان تي عرش رحمان آهي ۽ انهيءَ مان جنت جون نهرون جاري ٿين ٿيون. حضرت ڪعب فرمايو ته فردوس جنتن ۾ سڀني کان اعلىٰ آهي، هن ۾ نيڪين جو حڪم ڏيڻ ۽ برائين کان روڪڻ وارا عيش ڪندا. ڦ٢٢٠ جهڙيءَ طرح دنيا ۾ انسان، ڪهڙي به بهتر جڳهه هجي، ان کان وڌيڪ اعلىٰ ۽ ارفع جي طلب ڪري ٿو. اها ڳالهه اتي نه هوندي ڇو ته اهي ڄاڻيندا هوندا ته فضل الاهي سان کين تمام اعلىٰ ۽ ارفع مڪان ۽ مڪانات حاصل آهي. ڦ٢٢١ يعني جيڪڏهن الله تعالىٰ جي علم ۽ حڪمت جا ڪلما لکيا وڃن ۽ انهن جي لاءِ سڀني سمنڊن جو پاڻي مس بنايو وڃي ۽ سموري خلق لکي ته اهي ڪلما ختم نه ٿين ۽ سمورو پاڻي ختم ٿي وڃي ۽ ايترو ٻيو به ختم ٿي وڃي. مطلب هي آهي ته ان جي علم ۽ حڪمت جي انتها نه آهي. شان نزول:- حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته يهودين چيو اي محمد (صلى الله عليه وسلم) توهان جو خيال آهي ته اسان کي حڪمت ڏني وئي ۽ توهان جي ڪتاب ۾ آهي ته

ع ١٢/٩ ٣



جنهن کي حڪمت ڏني وئي، ان کي خير ڪثير ڏنو ويو. پوءِ توهان ڪيئن فرمايو ٿا ته توهان کي ڏنو ويو مگر ٿورو علم. ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي. هڪ قول هي آهي ته جڏهن آيت وَمَآ اُوۡتِيۡتُمۡ مِّنَ الۡعِلۡمِ اِلَّا قَلِيۡلًا نازل ٿي، تڏهن يهودين چيو ته اسان کي توريت جو علم ڏنو ويو ۽ ان ۾ هر شيءِ جو علم آهي. ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي. مطلب هي آهي ته سموري شيءِ جو علم به علم الاهي جي حضور ۾ ٿورو آهي ۽ ايتري به نسبت نه ٿو رکي، جيتري هڪ قطري کي سمنڊ سان هجي. ڦ٢٢٢ جو مون تي بشري اعراض ۽ امراض طاري ٿين ٿا ۽ صورت خاصه ۾ ڪو سندن مثل نه آهي جو الله تعالىٰ کين حُسن ۽ صورت ۾ سڀني کان اعلىٰ ۽ بالا ڪيو ۽ حقيقت، روح ۽ باطن جي اعتبار کان ته سمورا نبي سڳورا بشري اوصاف کان اعلىٰ آهن. جيئن شفاء قاضي عياض ۾ آهي ۽ شيخ عبدالحق محدث دهلوي رحمة الله تعالىٰ عليهما شرح مشڪوٰة شريف ۾ فرمايو ته نبين سڳورن جا جسم ۽ ظواهر ته بشريت جي حد تي ڇڏيا ويا ۽ انهن جا ارواح ۽ بواطن بشريت کان بالا ۽ ملاءِ اعلىٰ سان متعلق آهن. شاه عبدالعزيز صاحب محدث دهلوي رحمة الله تعالىٰ عليه سورة والضحىٰ جي تفسير ۾ ڏنو آهي ته سندن بشريت جو وجود اصلاً نه رهي ۽ انوار حق جو غلبو مٿن سدائين حاصل هجي. بهرحال سندن ذات ۽ ڪمالات ۾ سندن ڪو به مثل نه آهي. هن آيت ڪريمه ۾ کين پنهنجي ظاهري صورت بشريه جي بيان جو اظهار تواضع جي لاءِ حڪم فرمايو ويو. اهو ئي حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنه فرمايو آهي (خازن). مسئلو:- ڪنهن کي جائز نه آهي جو حضور محبوب انور جن کي پنهنجي مثل بشر چوي، ڇو ته جيڪي ڪلما عزت ۽ عظمت وارا تواضع جي طريقي سان فرمائن ٿا انهن جو چوڻ ٻين جي لاءِ جائز نه ٿو ٿئي. ٻيو هي ته جنهن کي الله تعالىٰ جليل فضائل ۽ رفيع مرتبا عطا فرمايا هجن، تنهن جي انهن فضائلن ۽ مرتبن جو ذڪر ڇڏي اهڙي عام وصف سان ذڪر ڪرڻ، جيڪا هر ننڍي وڏي ۾ لڌي وڃي، انهن ڪمالن جي نه مڃڻ جو اظهار آهي. تيئن هي ته قرآن ڪريم ۾ جا بجا ڪافرن جو طريقو ٻڌايو ويو آهي ته اهي نبين سڳورن کي پنهنجي مثل بشر چوندا هئا ۽ انهيءَ ڪري گمراهيءَ ۾ مبتلا ٿيا. ان کان پوءِ آيت يُوۡحٰٓى اِلَىَّ ۾ حضور محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي مخصوص بالعلم ۽ مڪرم عند الله هجڻ جو بيان آهي. ڦ٢٢٣ ان جو ڪو شريڪ نه آهي. ڦ٢٢٤ شرڪ اڪبر کان به بچي ۽ رياءَ کان به، جنهن کي شرڪ اصغر چوندا آهن. مسلم شريف ۾ آهي ته جيڪو شخص سورة ڪهف جون پهريون ڏهه آيتون ياد ڪري ته الله تعالىٰ ان کي دجال جي فتني کان محفوظ رکندو. هي به حديث ۾ آهي ته جيڪو شخص سورة ڪهف پڙهي اهو آٺين ڏينهن تائين هر فتني کان محفوظ رهندو.

سُوْرَةُ مَرْيَمَ ١٩ مَكِّيَّةٌ ٤٤ | بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ | اٰيَاتُهَا ٩٨ رُكُوْعَاتُهَا ٦

سورة مريم مڪي آهي ۽ ان ۾ نانوي ⁕ الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف۱ آيتون ۽ ڇهه رڪوع آهن

كٓهٰيٰعٓصٓ ① ذِكْرُ رَحْمَتِ رَبِّكَ عَبْدَهٗ زَكَرِيَّا ② اِذْ نَادٰى رَبَّهٗ

هي بيان آهي تنهنجي رب جي ان رحمت جو جيڪا انهي پنهنجي ٻانهي زڪريا تي ڪئي. جڏهن انهي پنهنجي رب کي

نِدَآءً خَفِيًّا ③ قَالَ رَبِّ اِنِّيْ وَهَنَ الْعَظْمُ مِنِّيْ وَاشْتَعَلَ الرَّاْسُ

آهستي پڪاريو. ف۲ عرض ڪيائين اي منهنجا رب منهنجا هڏا ڪمزور ٿي ويا ف۳ مٿي ۾ وارن جي سفيدي

شَيْبًا وَّلَمْ اَكُنْۢ بِدُعَآئِكَ رَبِّ شَقِيًّا ④ وَاِنِّيْ خِفْتُ الْمَوَالِيَ

ڦهلجي وئي، ف۴ ۽ اي منهنجا رب مان توکي سڏي ڪڏهن نامراد نه رهيس ف۵ ۽ مون کي پنهنجي پٺيان مائٽن جو خوف آهي ف۶

مِنْ وَّرَآءِيْ وَكَانَتِ امْرَاَتِيْ عَاقِرًا فَهَبْ لِيْ مِنْ لَّدُنْكَ وَلِيًّا ⑤

۽ منهنجي عورت (زال) سنڌ آهي پوءِ مون کي پاڻ وٽان ڪو اهڙو (وارث) ڏي جيڪو منهنجو ڪم سنڀالي. ف۷

يَّرِثُنِيْ وَيَرِثُ مِنْ اٰلِ يَعْقُوْبَ ۖ وَاجْعَلْهُ رَبِّ رَضِيًّا ⑥ يٰزَكَرِيَّآ

اهو منهنجو جانشين هجي ۽ يعقوب جي اولاد جو وارث ۽ اي منهنجا رب ان کي پنهنجو پسند ڪيل بڻاءِ. ف۸ اي زڪريا

اِنَّا نُبَشِّرُكَ بِغُلٰمِ ِۨاسْمُهٗ يَحْيٰى ۙ لَمْ نَجْعَلْ لَّهٗ مِنْ قَبْلُ سَمِيًّا ⑦

اسان توکي خوشخبري ڏيون ٿا هڪ ٿي پٽ جي جنهن جو نالو يحيٰ آهي ان کان اڳ اسان ان نالي جو ڪو به پيدا

قَالَ رَبِّ اَنّٰى يَكُوْنُ لِيْ غُلٰمٌ وَّكَانَتِ امْرَاَتِيْ عَاقِرًا وَّقَدْ بَلَغْتُ

نه ڪيو آهي. عرض ڪيائين اي منهنجا رب مون کي پٽ ڪٿان ڄمندو منهنجي زال ته سنڌ آهي ۽ مان پوڙهاپ سبب سڪي وڃڻ

مِنَ الْكِبَرِ عِتِيًّا ⑧ قَالَ كَذٰلِكَ ۚ قَالَ رَبُّكَ هُوَ عَلَيَّ هَيِّنٌ وَّقَدْ

جي حالت کي پهچي چڪو آهيان. ف۹ فرمايائين ائين ئي آهي ف۱۰ تنهنجي رب فرمايو اهو مون تي آسان آهي ۽ مان ته ان کان اڳي توکي

خَلَقْتُكَ مِنْ قَبْلُ وَلَمْ تَكُ شَيْـًٔا ⑨ قَالَ رَبِّ اجْعَلْ لِّيْٓ اٰيَةً ۭ

ان وقت پيدا ڪيم جڏهن تون ڪا به شيءِ نه هئين ف۱۱. عرض ڪيائين اي منهنجا رب مون کي ڪا نشاني ڏي ف۱۲ فرمايائين

قَالَ اٰيَتُكَ اَلَّا تُكَلِّمَ النَّاسَ ثَلٰثَ لَيَالٍ سَوِيًّا ⑩ فَخَرَجَ عَلٰى قَوْمِهٖ

تنهنجي نشاني هيءَ آهي ته تون ٽي ڏينهن راتيون ماڻهن سان نه ڳالهائيندين چڱو ڀلو رهي ڪري ف۱۳ پوءِ پنهنجي قوم تي

مِنَ الْمِحْرَابِ فَاَوْحٰٓى اِلَيْهِمْ اَنْ سَبِّحُوْا بُكْرَةً وَّعَشِيًّا ⑪ يٰيَحْيٰى

مسجد کان ٻاهر نڪري آيو ف۱۴ پوءِ انهن کي اشاري سان چيائين ته صبح شام پاڪائي بيان ڪندا رهو. ف۱۵ اي يحيٰ ڪتاب



ف۱ سورة مريم مڪيه آهي، هن ۾ ڇهه رڪوع ۽ اٺانوي آيتون ۽ ست سو اسي ڪلما آهن.

ف۲ جو ته آهستي ريا کان پري ۽ اخلاص سان معمور ٿئي ٿو. هي به پڻ فائدو ٿيو ته پوڙهاپ جي عمر ۾ جڏهن عمر شريف پنجهتر يا اسي سالن جي هئي، اولاد طلب ڪرڻ ۾ احتمال هو ته عوام ان تي ملامت ڪري ان ڪري به ان دعا جو اخفا مناسب هو. هڪ قول هي به آهي ته ضعيفي جي ڪري سگوري جو آواز به ضعيف ٿي ويو هو (مدارڪ ۽ خازن).

ف۳ يعني پوڙهاپ جو ضعف انتها کي پهچي ويو جو هڏا جيڪو نهايت مضبوط عضوو آهي، ان ۾ به ڪمزوري اچي وئي ته پوءِ باقي عضون ۽ هڏن جو حال محتاج بيان ئي نه آهي.

ف۴ جو سمورو مٿو سفيد ٿي ويو.

ف۵ هميشه تو منهنجي دعا قبول ڪئي ۽ مون کي مستجاب الدعوات ڪيو.

ف۶ سوٽن وغيره جو ته اهي شرير ماڻهو آهن. ڪٿي مون کان پوءِ دين ۾ رخنه اندازي نه ڪن، جيئن بني اسرائيل کان مشاهدي ۾ اچي چڪو آهي.

ف۷ ۽ منهنجي علم جو حامل هجي.

ف۸ جو تون پنهنجي فضل سان ان کي نبوت عطا فرمائين. الله تعالىٰ، حضرت زڪريا عليه السلام جي اها دعا قبول فرمائي ۽ ارشاد فرمايو.

ف۹ هي قدرت کان پري هجڻ جو سوال نه آهي، بلڪ مقصود هي معلوم ڪرڻ آهي ته فرزند ڪهڙي طريقي سان عطا ٿيندو، ڇا ٻيهر جواني عطا ٿيندي يا انهي حال ۾ فرزند عطا ڪيو ويندو.

ف۱۰ ته هان ٻنهي مان ڪو به پيدا فرمائڻ منظور آهي.

ف۱۱ پوءِ جيڪو معدوم جي موجود ڪرڻ تي قادر آهي، ان کان پوڙهاپ ۾ اولاد عطا فرمائڻ ڪهڙو عجب؟

ف۱۲ جنهن سان مون کي پنهنجي گهرواري جي حامله هجڻ جي معرفت ٿئي.

ف۱۳ صحيح سالم ٿي ڪري بغير ڪنهن بيماري جي ۽ گونگي هجڻ کان سواءِ اهڙي طرح ائين ئي ٿيو جو انهن ڏينهن ۾ پاڻ ماڻهن سان ڪلام ڪرڻ تي قادر نه ٿيو، جڏهن الله تعالىٰ جو ذڪر ڪرڻ گهرندا هئا ته زبان کُلي ويندي هئي.

ف۱۴ جيڪا سندس نماز جي جاءِ هئي ۽ ماڻهو محراب جي پريان انتظار ۾ هئا، پاڻ انهن جي لاءِ دروازو کولين ته اهي داخل ٿين ۽ نماز پڙهن.[*] گفتگو نه فرمائي سگهيا، اهو حال ڏسي ماڻهن معلوم ڪيو ته ڇا حال آهي؟

ف۱۵ ۽ عادت مطابق فجر ۽ عصر جون نمازون ادا ڪندا رهو. هاڻي حضرت زڪريا عليه السلام پنهنجي ڪلام نه ڪرڻ مان ڄاتائون ته سندس گهرواري صاحبه حامله ٿي وئي ۽ حضرت يحيٰ عليه السلام جي ولادت کان هڪ سال پوءِ الله تبارڪ وتعالىٰ فرمايو.

* جڏهن حضرت زڪريا عليه السلام ٻاهر آيو ته سندس زبان بند هئي

خُذِ الْكِتٰبَ بِقُوَّةٍ ؕ وَاٰتَيْنٰهُ الْحُكْمَ صَبِيًّا ﴿١٢﴾ وَّحَنَانًا مِّنْ لَّدُنَّا وَ

وٺ ١٦ مضبوطي سان وٺ ۽ اسان ان کي ٻاراڻپ ۾ئي نبوت ڏني وٺ ١٧. ۽ پنهنجي طرف کان مهرباني وٺ ١٨ ۽ پاڪائي وٺ ١٩

زَكٰوةً ؕ وَكَانَ تَقِيًّا ﴿١٣﴾ وَّبَرًّا بِوَالِدَيْهِ وَلَمْ يَكُنْ جَبَّارًا عَصِيًّا ﴿١٤﴾ وَ

۽ ڪامل پرهيزگار هو وٺ ٢٠. ۽ پنهنجي ماءُ پيءُ سان چڱو سلوڪ ڪندڙ هو ۽ ڏاڍ ڪندڙ ۽ نافرمان نه هو وٺ ٢١.

سَلٰمٌ عَلَيْهِ يَوْمَ وُلِدَ وَيَوْمَ يَمُوْتُ وَيَوْمَ يُبْعَثُ حَيًّا ﴿١٥﴾ وَاذْكُرْ فِى

۽ سلامتي آهي ان تي جنهن ڏينهن پيدا ٿيو ۽ جنهن ڏينهن مرندو ۽ جنهن ڏينهن جيئرو ڪري اٿاريو ويندو وٺ ٢٢. ۽ ڪتاب ۾ مريم کي

الْكِتٰبِ مَرْيَمَ ۘ اِذِ انْتَبَذَتْ مِنْ اَهْلِهَا مَكَانًا شَرْقِيًّا ﴿١٦﴾ فَاتَّخَذَتْ

ياد ڪر وٺ ٢٣ جڏهن پنهنجي گهر وارن کان اوڀر طرف هڪ جاءِ ۾ جدا ٿي وئي وٺ ٢٤. پوءِ انهن کان هٽي پاسي رهي

مِنْ دُوْنِهِمْ حِجَابًا ۫ فَاَرْسَلْنَآ اِلَيْهَا رُوْحَنَا فَتَمَثَّلَ لَهَا بَشَرًا

وٺ ٢٥ هڪ طرح جو پردو ڪيائين پوءِ اسان ان جي طرف پنهنجو روح موڪليو وٺ ٢٦ ۽ اهو ان جي اڳيان هڪ تندرست ماڻهوءَ جي

سَوِيًّا ﴿١٧﴾ قَالَتْ اِنِّىْٓ اَعُوْذُ بِالرَّحْمٰنِ مِنْكَ اِنْ كُنْتَ تَقِيًّا ﴿١٨﴾ قَالَ اِنَّمَآ

صورت ۾ ظاهر ٿيو چيائين مان توکان رحمان جي پناهه گهران ٿي جيڪڏهن توکي خدا جو خوف آهي. چيائين

اَنَا رَسُوْلُ رَبِّكِ ۖ لِاَهَبَ لَكِ غُلٰمًا زَكِيًّا ﴿١٩﴾ قَالَتْ اَنّٰى يَكُوْنُ لِىْ غُلٰمٌ

مان تنهنجي رب جو موڪليل آهيان ته مان توکي هڪ پاڪ صاف پٽ ڏيان. چيائين مون کي پٽ ڪٿان ڄمندو مون کي

وَّلَمْ يَمْسَسْنِىْ بَشَرٌ وَّلَمْ اَكُ بَغِيًّا ﴿٢٠﴾ قَالَ كَذٰلِكِ ۚ قَالَ رَبُّكِ هُوَ

ته ڪنهن به ماڻهوءَ نه هٿ لڳايو ۽ نه ئي مان بدڪار آهيان. چيائين ائين ئي آهي وٺ ٢٧ تنهنجي رب فرمايو آهي ته اهو

عَلَىَّ هَيِّنٌ ۚ وَلِنَجْعَلَهٗٓ اٰيَةً لِّلنَّاسِ وَرَحْمَةً مِّنَّا ۚ وَكَانَ اَمْرًا

وٺ ٢٨ مون تي آسان آهي ۽ هن لاءِ ته اسان ان کي ماڻهن جي واسطي نشاني وٺ ٢٩ ڪريون ۽ پاڻ وٽان هڪ رحمت وٺ ٣٠

مَّقْضِيًّا ﴿٢١﴾ فَحَمَلَتْهُ فَانْتَبَذَتْ بِهٖ مَكَانًا قَصِيًّا ﴿٢٢﴾ فَاَجَآءَهَا

۽ اهو ڪم طئي ٿي چڪو آهي وٺ ٣١. هاڻي مريم ان کي پيٽ ۾ کنيو پوءِ ان کي کڻي هڪ پراهين جاءِ تي هلي وئي وٺ ٣٢.

الْمَخَاضُ اِلٰى جِذْعِ النَّخْلَةِ ۚ قَالَتْ يٰلَيْتَنِىْ مِتُّ قَبْلَ هٰذَا

پوءِ ان کي ويم جو سور هڪ کجي جي پاڙ ۾ وٺي آيو وٺ ٣٣ چوڻ لڳي هاءِ ڪنهن طرح مان ان کان اڳي مري وڃي ها ۽ وسري وڃان ها

وَكُنْتُ نَسْيًا مَّنْسِيًّا ﴿٢٣﴾ فَنَادٰىهَا مِنْ تَحْتِهَآ اَلَّا تَحْزَنِىْ قَدْ جَعَلَ

۽ صفا وسري ويل ٿي وڃان ها. پوءِ ان کي وٺ ٣٤ آواز آيو ان جي هيٺين پاسي کان ته غم نه ڪر وٺ ٣٥ بيشڪ تنهنجي رب تنهنجي

منزل ۴

وٺ ١٦ يعني توريت کي. وٺ ١٧ جڏهن ته سندس عمر شريف ٽن سالن جي هئي. ان وقت ۾ الله تعالى کيس ڪامل عقل عطا فرمايو ۽ سندس طرف وحي ڪيو. حضرت ابن عباس رضي الله تعالى عنهما جو اهوئي قول آهي ۽ ايتري عمر ۾ سمجهه، دانائي، ڪمال عقل ۽ چاڻ خوارق عادت مان آهي ۽ جڏهن الله تعالى جي ڪرم سان اهو حاصل ٿيو ته پوءِ ان حال ۾ نبوت ملڻ ڪجهه پري نه آهي، انهيءَ ڪري هن آيت ۾ حڪم مان نبوت مراد آهي. اهوئي قول صحيح آهي. ڪن مفسرن هن مان حڪمت يعني توريت جي سمجهه ۽ دين جي ڄاڻ به مراد ورتي آهي (خازن، مدارڪ ۽ ڪبير). منقول آهي ته هن ننڍي عمر جي زماني ۾ ٻارن کيس راند ڪرڻ جي لاءِ سڏيو ته پاڻ فرمايائين مَا لِلْعِبِ خُلِقْنَا "اسان راند جي لاءِ پيدا نه ڪيا ويا آهيون". وٺ ١٨ عطا ڪئي ۽ سندس دل ۾ رقت ۽ رحمت رکي جو ماڻهن تي مهرباني ڪري. وٺ ١٩ حضرت ابن عباس رضي الله تعالى عنهما فرمايو ته زڪوٰة مان هتي طاعت ۽ اخلاص مراد آهي. وٺ ٢٠ ۽ پاڻ خوف الاهي کان گهڻو گريو زاري ڪندو هو، ايستائين جو سندس رخسار مبارڪ تي ڳوڙهن ڳڙڻ جا نشان بڻجي ويا هئا. وٺ ٢١ يعني پاڻ نهايت تواضع وارو ۽ خليق هو ۽ الله تعالى جي حڪم جو مطيع پڻ. وٺ ٢٢ ته اهي ٽيئي ڏينهن تمام انديشناڪ آهن، ڇو ته انهن ۾ ماڻهو اهو ڪجهه ڏسي ٿو، جيڪو ان کان اڳ ان نه ڏٺو، تنهن ڪري انهن ٽنهي موقعن تي امن ۽ سلامتي عطا ڪئي. وٺ ٢٣ يعني اي محبوب سيد الانبياء صلى الله تعالى عليه وسلم! قرآن ڪريم ۾ حضرت مريم جو واقعو پڙهي ڪري انهن ماڻهن کي ٻڌايو ته جيئن انهن کي ان جو حال معلوم ٿئي. وٺ ٢٤ پنهنجي گهر ۾ يا بيت المقدس جي اڀرندي طرف ۾ ماڻهن کان جدا ٿي عبادت جي لاءِ خلوت ۾ ويٺي. وٺ ٢٥ يعني پنهنجي ۽ گهر وارن جي وچ ۾. وٺ ٢٦ جبرئيل عليه السلام. وٺ ٢٧ اهوئي منظور الاهي آهي ته توکي مرد جي ڇهڻ کان سواءِ ئي پٽ عنايت فرمائي. وٺ ٢٨ يعني پيءُ کان سواءِ پٽ ڏيڻ. وٺ ٢٩ ۽ پنهنجي قدرت جو چٽو نشان. وٺ ٣٠ انهن جي لاءِ، جيڪي سندس دين جو اتباع ڪن، ان تي ايمان آڻين. وٺ ٣١ علم الاهي ۾، هاڻي نه رد ٿي سگهي ٿو نه تبديل ٿي سگهي ٿو. جڏهن حضرت مريم کي اطمينان ٿي ويو ۽ سندس پريشاني ويندي رهي، تڏهن حضرت جبرئيل سندس گريبان ۾ يا ٻانهن ۾ يا دامن ۾ يا وات ۾ دم ڪيو ۽ اها الله تعالى جي قدرت سان بروقت حامله ٿي وئي. ان وقت حضرت مريم جي عمر تيرهن يا ڏهه سال هئي. وٺ ٣٢ پنهنجي گهر وارن کان ۽ اها جاءِ بيت لحم هئي. وهب جو قول آهي ته سڀني کان اڳ جنهن شخص کي حضرت مريم جي حمل جو علم ٿيو، سو سندس سوٽ يوسف نجار آهي، جيڪو بيت المقدس جو خادم هو ۽ تمام وڏو عابد شخص هو. ان کي جڏهن معلوم ٿيو ته مريم حامله آهي ته کيس حيرت ٿي. جڏهن مٿس تهمت لڳائڻ جو ارادو ڪري ٿي ته ان جي عبادت ۽ تقوى ۽ هر وقت جو حاضر هجڻ، ڪنهن وقت غائب نه هجڻ ياد ڪري خاموش ٿي رهجي پيو ۽ جڏهن حمل جو خيال ڪري پيو ته بري سمجهڻ مشڪل معلوم ٿئي پيو. آخر ڪار ان حضرت مريم کي چيو ته منهنجي دل ۾ هڪ ڳالهه آئي آهي، ڪيترو به گهران ٿو ته زبان تي نه آڻيان مگر هاڻي صبر نه ٿو ٿئي. تو هان اجازت ڏيو ته مان چئي وٺان ته جيئن منهنجي دل جي پريشاني ختم ٿئي. حضرت مريم چيو ته چڱي ڳالهه چئو. پوءِ ان چيو ته اي مريم! مون کي ٻڌايو ته پوک ٻج کان سواءِ، وڻ بارش کان سواءِ ۽ ٻار پيءُ کان سواءِ ٿي سگهي ٿو؟ حضرت مريم فرمايو ته ها ٿو، توکي معلوم نه آهي ته الله تعالى جيڪا سڀ کان اڳ پوک پيدا ڪئي، ٻج کان سواءِ پيدا ڪئي ۽ وڻ پنهنجي قدرت سان سواءِ بارش جي ڄمايو. ڇا تون ائين ٿو چئي سگهين ته الله تعالى پاڻيءَ جي مدد کان سواءِ وڻ پيدا ڪرڻ تي قادر نه آهي؟ يوسف چيو مان ائين نه ٿو چوان. بيشڪ مان ان جو قائل آهيان ته الله تعالى هر شيءِ تي قادر آهي، جنهن کي ڪُن فرمائي، سا بنا دير ٿي وڃي ٿي. حضرت مريم چيو ته ڇا توکي معلوم نه آهي ته الله تعالى، حضرت آدم ۽ سندس بيبي صاحبه کي ماءُ پيءُ کان سواءِ پيدا ڪيو. حضرت مريم جي انهيءَ ڪلام سان يوسف جو شبهو ختم ٿي ويو ۽ حضرت مريم حمل جي سبب ضعيف ٿي وئي هئي، ان ڪري اهو مسجد جي خدمت سندس نائب ٿي انجام ڏيڻ لڳو. الله تعالى، حضرت مريم کي الهام ڪيو ته اها پنهنجي قوم کان جدا ٿي هلي وڃي، ان ڪري اها بيت لحم ۾ هلي وئي. وٺ ٣٣ جنهن جو وڻ جهنگ ۾ سڪي ويو هو. وقت تيز سردي جو هو. پاڻ ان وڻ جي پاڙ وٽ آئي ته جيئن ان سان ٽيڪ لڳائي ۽ بدنامي جي انديشي کان. وٺ ٣٤ جبرئيل وادي جي هيٺانهين کان. وٺ ٣٥ پنهنجي اڪيلائيءَ جو ۽ کائڻ پيئڻ جي ڪنهن به شيءِ جو موجود نه هجڻ جو ۽ ماڻهن جي گهٽ وڌ ڳالهائڻ جو.

رَبُّكِ تَحْتَكِ سَرِيًّا ﴿٢٤﴾ وَهُزِّيٓ اِلَيْكِ بِجِذْعِ النَّخْلَةِ تُسٰقِطْ عَلَيْكِ

هيٺان هڪ نهر جاري ڪئي آهي ف٣٦ ۽ کجي جي ٿڙ کي ورني پاڻ ڏي لوڏ و ڏي ته تو تي تازيون پڪل ڪجور ڪرنديون ف٣٧

رُطَبًا جَنِيًّا ﴿٢٥﴾ فَكُلِيْ وَاشْرَبِيْ وَقَرِّيْ عَيْنًا ۚ فَاِمَّا تَرَيِنَّ مِنَ

پوءِ کاءُ ۽ پيءُ ۽ اکيون ٺار ف٣٨ پوءِ جيڪڏهن تون ڪنهن ماڻهوءَ کي ڏسين

الْبَشَرِ اَحَدًا ۙ فَقُوْلِيْٓ اِنِّيْ نَذَرْتُ لِلرَّحْمٰنِ صَوْمًا فَلَنْ اُكَلِّمَ الْيَوْمَ

ف٣٩ ته چئي ڇڏ ته مان اڄ خدا جي واسطي روزو مڃيو آهي سو اڄ ڪنهن به ماڻهوءَ سان هرگز نه

اِنْسِيًّا ﴿٢٦﴾ فَاَتَتْ بِهٖ قَوْمَهَا تَحْمِلُهٗ ۭ قَالُوْا يٰمَرْيَمُ لَقَدْ جِئْتِ شَيْـــًٔا

ڳالهائيندي ف٤٠. پوءِ ان کي جهولي ۾ وٺي پنهنجي قوم ۾ آئي ف٤١ چيائون اي مريم بيشڪ تو تمام خراب ڳالهه

فَرِيًّا ﴿٢٧﴾ يٰٓاُخْتَ هٰرُوْنَ مَا كَانَ اَبُوْكِ امْرَاَ سَوْءٍ وَّمَا كَانَتْ اُمُّكِ

ڪئي آهي. اي هارون جي ڀيڻ ف٤٢ تنهنجو پيءُ ته ف٤٣ خراب ماڻهو نه هو ۽ نه تنهنجي ماءُ

بَغِيًّا ﴿٢٨﴾ فَاَشَارَتْ اِلَيْهِ ۭ قَالُوْا كَيْفَ نُكَلِّمُ مَنْ كَانَ فِي الْمَهْدِ

ف٤٤ بدڪار. ان تي مريم ٻار جي طرف اشارو ڪيو ف٤٥ انهن چيو اسان ان سان ڪيئن ڳالهايون جيڪو پينگهي ۾

صَبِيًّا ﴿٢٩﴾ قَالَ اِنِّيْ عَبْدُ اللّٰهِ ڐ اٰتٰىنِيَ الْكِتٰبَ وَجَعَلَنِيْ نَبِيًّا ﴿٣٠﴾

ٻار آهي ف٤٦ ٻار فرمايو مان آهيان الله جو ٻانهو ف٤٧ ان مون کي ڪتاب ڏنو ۽ مون کي غيب جون خبرون ٻڌائيندڙ (نبي) ڪيائين ف٤٨.

وَّجَعَلَنِيْ مُبٰرَكًا اَيْنَ مَا كُنْتُ ۠ وَاَوْصٰنِيْ بِالصَّلٰوةِ وَالزَّكٰوةِ

۽ ان مون کي برڪت وارو ڪيو ف٤٩ مان ڪٿي به هجان ۽ مون کي نماز ۽ زڪوٰة جي تاڪيد فرمايائين جيستائين

مَا دُمْتُ حَيًّا ﴿٣١﴾ وَّبَرًّۢا بِوَالِدَتِيْ ۡ وَلَمْ يَجْعَلْنِيْ جَبَّارًا شَقِيًّا ﴿٣٢﴾ وَ

جيئرو هجان. ۽ پنهنجي ماءُ سان چڱو سلوڪ ڪندڙ ف٥٠ ۽ مون کي ڏاڍ ڪندڙ ۽ بدبخت نه ڪيائين. ۽ اها ئي سلامتي

السَّلٰمُ عَلَيَّ يَوْمَ وُلِدْتُّ وَيَوْمَ اَمُوْتُ وَيَوْمَ اُبْعَثُ حَيًّا ﴿٣٣﴾ ذٰلِكَ

ف٥١ مون تي جنهن ڏينهن مان پيدا ٿيس ۽ جنهن ڏينهن مران ۽ جنهن ڏينهن جيئرو اٿاريو وڃان ف٥٢. هي آهي عيسىٰ

عِيْسَى ابْنُ مَرْيَمَ ۚ قَوْلَ الْحَقِّ الَّذِيْ فِيْهِ يَمْتَرُوْنَ ﴿٣٤﴾ مَا كَانَ لِلّٰهِ

مريم جو پٽ، سچي ڳالهه جنهن ۾ شڪ ڪندا آهن ف٥٣ الله جو شان نه آهي جو ڪنهن کي

اَنْ يَّتَّخِذَ مِنْ وَّلَدٍ ۙ سُبْحٰنَهٗ ۭ اِذَا قَضٰٓى اَمْرًا فَاِنَّمَا يَقُوْلُ لَهٗ كُنْ

پنهنجو پٽ بڻائي، ان جي پاڪائي آهي ف٥٤ جڏهن ڪنهن ڪم جو حڪم فرمائيندو آهي ته اهين ئي ان کي فرمائيندو آهي ته ٿي وڃ اهو جلدي

ف٣٦ حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته حضرت عيسىٰ عليه السلام يا حضرت جبرئيل عليه السلام پنهنجي پيرڏيءَ زمين تي هنئي ته مٺي پاڻيءَ جو هڪ چشمو جاري ٿي ويو ۽ حضرت مريم کي چيو ويو. ف٣٧ جيڪي ٻار ڄڻڻ واري عورت جي لاءِ بهترين غذا آهن. ف٣٨ پنهنجي فرزند عيسىٰ سان. ف٣٩ ته توکان ٻار جي دريافت ڪري ته. ف٤٠ گذريل زماني ۾ ڳالهائڻ ۽ ڪلام ڪرڻ جو به روزو هوندو هو، جيئن اسان جي شريعت ۾ کائڻ پيئڻ جو روزو ٿئي ٿو اسان جي شريعت ۾ چپ رهڻ جو روزو منسوخ ٿي ويو. حضرت مريم کي ماٺ رهڻ جي نذر مڃڻ جو حڪم هن لاءِ ڏنو ويو ته جيئن ڪلام حضرت عيسىٰ فرمائي ۽ ان جو ڪلام قوي حجت ٿئي، جنهن سان تهمت ختم ٿي وڃي. هن مان چند مسئلا معلوم ٿيا.

مسئلو: سفيه جي جواب ۾ ماٺ ۽ اعراض گهرجي ـــ جواب جاهلان باشد خموشي.

مسئلو: ڪلام کي افضل شخص جي طرف حوالي ڪرڻ بهتر آهي. حضرت مريم هي به اشاري سان چيو ته مان ڪنهن ماڻهو سان نه ڳالهائيندي. ف٤١ جڏهن ماڻهن حضرت مريم کي ڏٺو ته ان جي گود ۾ ٻار آهي ته رُنا ۽ غمگين ٿيا، ڇو ته اهي صالح گهراڻي جا ماڻهو هئا ۽. ف٤٢ ۽ هارون يا ته حضرت مريم جي ڀاءُ جو نالو هو يا بني اسرائيل ۾ ڪنهن ٻئي نهايت بزرگ ۽ صالح شخص جو نالو هو جنهن جي تقوىٰ ۽ پرهيزگاري سان تشبيه ڏيڻ جي لاءِ انهن ماڻهن حضرت مريم کي هارون جي ڀيڻ چيو يا حضرت موسىٰ عليه السلام جي ڀاءُ حضرت هارون جي طرف ئي نسبت ڪيائون هن جي باوجود، جو ان جو زمانو تمام ڊگهو هو ۽ هزار سالن جو عرصو ٿي چڪو هو، مگر جڏهن ته اها ان جي نسل مان هئي ان ڪري هارون جي ڀيڻ چيائون، جيئن عربن جو محاورو آهي ته اهي تميمي کي يا اخا تميم چون ٿا. ف٤٣ يعني عمران. ف٤٤ حنه. ف٤٥ ته جيڪو ڪجهه چوڻو آهي، خود هن کي چئو، ان تي قوم جي ماڻهن کي غصو آيو ۽. ف٤٦ اهو گفتگو ٻڌي ڪري حضرت عيسىٰ عليه السلام کير پيئڻ ڇڏي ڏنو ۽ پنهنجي کاٻي هٿ تي ٽيڪ لڳائي قوم جي طرف متوجه ٿيو ۽ ساڄي هٿ مبارڪ سان اشارو ڪري ڪلام شروع ڪيو. ف٤٧ پهريائين پنهنجي ٻانهي هجڻ جو اقرار فرمايائين ته جيئن ڪو کيس خدا ۽ خدا جو پٽ نه چوي، ڇو ته سندس نسبت اها تهمت لڳڻ واري هئي ۽ اها تهمت الله تبارڪ وتعالىٰ تي لڳي پئي. ان ڪري منصب رسالت جي تقاضا اها ئي هئي ته والده جي پاڪدامني جي بيان ڪرڻ کان اڳ ان تهمت کي رفع ڪري ڇڏي، جيڪا الله تبارڪ وتعالىٰ جي جناب پاڪ ۾ لڳائي وينديءَ ۽ ان سان اها تهمت به رفع ٿي ويئي جيڪا والده تي لڳائي وئي هئي، ڇو ته الله تعالىٰ ان عظيم مرتبي سان جنهن ٻار کي نوازي ٿو ته بالیقين ان جي ولادت ۽ ان جي خصلت نهايت پاڪ ۽ طاهر آهي. ف٤٨ ڪتاب مان انجيل مراد آهي. حسن جو قول آهي ته ٻالڻ والده جي پيٽ ۾ ئي هو ته کيس توريت جو الهام فرمايو ويو هو ۽ پينگهي ۾ هو ته ڏهن کيس نبوت عطا ڪئي وئي ۽ ان حالت ۾ سندس ڪلام فرمائڻ سندس معجزو آهي. ڪن مفسرن آيت جي معنىٰ ۾ هي به بيان ڪيو آهي ته اها نبوت ۽ ڪتاب جي ملڻ جي خبر هئي، جيڪا عنقريب کيس ملڻ واري هئي. ف٤٩ يعني ماڻهن جي لاءِ نفعي پهچائڻ وارو ۽ خير جي تعليم ڏيڻ وارو ۽ الله تعالىٰ ۽ سندس توحيد جي دعوت ڏيڻ وارو. ف٥٠ بڻايائين. ف٥١ جيڪا حضرت يحيىٰ تي ٿي. ف٥٢ جڏهن حضرت عيسىٰ عليه السلام اهو ڪلام فرمايو ته ماڻهن کي حضرت مريم جي پاڪائي ۽ طهارت جو يقين ٿي ويو ۽ حضرت عيسىٰ الصلوٰة والسلام ايترو فرمائي خاموش ٿي ويو ۽ ان کان پوءِ ڪلام نه ڪيائين جيستائين ان عمر کي پهتو جنهن ۾ ٻار ڳالهائڻ لڳندا آهن (خازن). ف٥٣ جو يهودي ته کيس ساحر ڪذاب چون ٿا (معاذ الله) ۽ نصاري کيس خدا ۽ خدا جو پٽ ۽ ٽن معبودن ۾ ٽيون چون ٿا تعالى الله عما يقولون علوا كبيرا. ان کان پوءِ الله تعالىٰ پنهنجي پاڪائي بيان فرمائي ٿو. ف٥٤ ان کان.

فَيَكُوْنُ ﴿٣٥﴾ وَاِنَّ اللّٰهَ رَبِّيْ وَرَبُّكُمْ فَاعْبُدُوْهُ ؕ هٰذَا صِرَاطٌ مُّسْتَقِيْمٌ ﴿٣٦﴾

ٿي ويندو آهي. ۽ عيسىٰ چيو بيشڪ الله رب آهي منهنجو ۽ توهان جو پوءِ ان جي بندگي ڪريو ف٥٥ اها سڌي وات آهي

فَاخْتَلَفَ الْاَحْزَابُ مِنْۢ بَيْنِهِمْ ۚ فَوَيْلٌ لِّلَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْ مَّشْهَدِ

پوءِ جماعتون پاڻ ۾ مختلف ٿي ويون ف٥٦ پوءِ خرابي آهي ڪافرن جي واسطي هڪ وڏي ڏينهن جي

يَوْمٍ عَظِيْمٍ ﴿٣٧﴾ اَسْمِعْ بِهِمْ وَاَبْصِرْ ۙ يَوْمَ يَاْتُوْنَنَا لٰكِنِ الظّٰلِمُوْنَ

حاضري (جي وقت) ف٥٧. ڪيترو ٻڌندا ۽ ڪيترو ڏسندا جنهن (وقت) اسان وٽ حاضر ٿيندا ف٥٨ مگر اڄ

الْيَوْمَ فِيْ ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ ﴿٣٨﴾ وَاَنْذِرْهُمْ يَوْمَ الْحَسْرَةِ اِذْ قُضِيَ

ظالم کليل گمراهي ۾ آهن ف٥٩ ۽ انهن کي ڏيچار حسرت جي ڏينهن کان ف٦٠ جڏهن ڪم ٿي چڪو هوندو

الْاَمْرُ ۘ وَهُمْ فِيْ غَفْلَةٍ وَّهُمْ لَا يُؤْمِنُوْنَ ﴿٣٩﴾ اِنَّا نَحْنُ نَرِثُ

ف٦١ ۽ اهي غفلت ۾ آهن ف٦٢ ۽ ايمان نٿا آڻين. بيشڪ زمين ۽ جو ڪجهه ان تي آهي سموري جا

الْاَرْضَ وَمَنْ عَلَيْهَا وَاِلَيْنَا يُرْجَعُوْنَ ﴿٤٠﴾ وَاذْكُرْ فِي الْكِتٰبِ

وارث اسان ٿينداسين ف٦٣ ۽ اهي اسان جي طرف ئي موٽايا ويندا ف٦٤. ۽ ڪتاب ۾ ف٦٥ ابراهيم کي

اِبْرٰهِيْمَ ۬ؕ اِنَّهٗ كَانَ صِدِّيْقًا نَّبِيًّا ﴿٤١﴾ اِذْ قَالَ لِاَبِيْهِ يٰۤاَبَتِ لِمَ تَعْبُدُ

ياد ڪر بيشڪ اهو صديق هو ف٦٦ نبي (غيب جون خبرون ٻڌائيندڙ) جڏهن پنهنجي پيءُ کي چيائين ف٦٧ اي منهنجا پيءُ اهڙي کي ڇو ٿو

مَا لَا يَسْمَعُ وَلَا يُبْصِرُ وَلَا يُغْنِيْ عَنْكَ شَيْـًٔا ﴿٤٢﴾ يٰۤاَبَتِ اِنِّيْ قَدْ

پوڄين جيڪو نه ٻڌي نه ڏسي ۽ نه تنهنجي ڪنهن ڪم اچي ف٦٨. اي منهنجا پيءُ بيشڪ مون وٽ

جَآءَنِيْ مِنَ الْعِلْمِ مَا لَمْ يَاْتِكَ فَاتَّبِعْنِيْۤ اَهْدِكَ صِرَاطًا سَوِيًّا ﴿٤٣﴾

ف٦٩ اهو علم آيو جيڪو تو وٽ نه آيو، تون منهنجي پٺيان هليو اچ ف٧٠ ته مان توکي سڌي وات ڏيکاريان. ف٧١

يٰۤاَبَتِ لَا تَعْبُدِ الشَّيْطٰنَ ؕ اِنَّ الشَّيْطٰنَ كَانَ لِلرَّحْمٰنِ عَصِيًّا ﴿٤٤﴾

اي منهنجا پيءُ شيطان جي پوڄا نه ڪر ف٧٢ بيشڪ شيطان رحمان جو نافرمان آهي.

يٰۤاَبَتِ اِنِّيْۤ اَخَافُ اَنْ يَّمَسَّكَ عَذَابٌ مِّنَ الرَّحْمٰنِ فَتَكُوْنَ

اي منهنجا پيءُ مان ڊڄان ٿو ته جو توکي رحمٰن جي طرفان ڪو عذاب نه پهچي پوءِ تون شيطان جو ساٿي

لِلشَّيْطٰنِ وَلِيًّا ﴿٤٥﴾ قَالَ اَرَاغِبٌ اَنْتَ عَنْ اٰلِهَتِيْ يٰۤاِبْرٰهِيْمُ ۚ لَئِنْ

ٿي وڃين ف٧٣. چيائين ڇا تون منهنجي خدائن کان منهن موڙين ٿو اي ابراهيم بيشڪ جيڪڏهن تون

ف٥٥ ۽ ان کان سواءِ ڪو ٻيو رب نه آهي. ف٥٦ ۽ حضرت عيسىٰ عليه السلام جي معاملي ۾ نصرانين جا ڪيترا فرقا ٿي ويا. يعقوبيه، نسطوريه ۽ ملڪانيه. يعقوبيه چوندا هوا ته اهو الله تعالىٰ آهي، زمين تي لهي آيو هو، وري آسمان تي چڙهي ويو. نسطوريه جو قول آهي ته اهو خدا جو پٽ آهي جيستائين گهريائين ان کي زمين تي رکيائين، پوءِ مٿي کڻي ورتائين ۽ ٽيون ٽولو هي چوندو هو ته اهو الله تعالىٰ جو ٻانهو آهي، مخلوق آهي، نبي آهي، اهو مؤمن هو (مدارڪ). ف٥٧ وڏي ڏينهن مان قيامت جو ڏينهن مراد آهي. ف٥٨ ۽ ان ڏينهن جو ڏسڻ ۽ ٻڌڻ ڪجهه فائدو نه ڏيندو. جڏهن انهن دنيا ۾ حق جي دليلن کي نه ڏٺو ۽ الله تعالىٰ جي سزائن کي نه ٻڌو. ڪن مفسرن چيو ته اهو ڪلام ڏيچارڻ جي طريقي سان آهي ته ان ڏينهن اهڙيون هولناڪ ڳالهيون ٻڌندا ۽ ڏسندا، جن سان دليون ڦاٽي وڃن. ف٥٩ نه حق ڏسن، نه حق ٻڌن، ٻوڙا ۽ انڌا بڻيل آهن. حضرت عيسىٰ عليه السلام کي الٰه ۽ معبود چوڻ ٿا، هن جي باوجود، جو ان صراحت سان پنهنجي ٻانهي هجڻ جو اعلان فرمايو. ف٦٠ حديث شريف ۾ آهي ته جڏهن ڪافر جنت جون منزلون ڏسندا، جن کان اهي محروم ڪيا ويا، تڏهن کين پشيماني ۽ حسرت ٿيندي ته ڪاش! اهي دنيا ۾ ايمان آڻن ها. ف٦١ ۽ جنت وارا جنت ۾ ۽ دوزخ وارا دوزخ ۾ پهچندا، اهڙو سخت ڏينهن سامهون آهي. ف٦٢ ۽ ان ڏينهن جي لاءِ ڪو فڪر نٿا ڪن. ف٦٣ يعني سڀ فنا ٿي ويندا، اسان ئي باقي رهنداسون. ف٦٤ اسان انهن کي سندن عملن جي جزا ڏينداسون. ف٦٥ يعني قرآن پاڪ ۾. ف٦٦ يعني گهڻي سچ وارو. ڪن مفسرن چيو ته صديق جي معنىٰ آهي گهڻي تصديق وارو جيڪو الله تعالىٰ ۽ سندس وحدانيت ۽ سندس نبين ۽ رسولن جي ۽ مرڻ کان پوءِ اٿڻ جي تصديق ڪري ۽ احڪامِ الاهي پورا ڪري. ف٦٧ يعني آزر ۽ بت پرست کي. ف٦٨ يعني عبادت معبود جي غايت تعظيم آهي. ان جو اهوئي لائق ٿي سگهي ٿو، جيڪو اوصاف ڪمال جو صاحب ۽ نعمتن وارو هجي نه بت جهڙي بيڪار مخلوق. مطلب هي آهي ته الله تعالىٰ واحد لاشريڪ لهٗ کان سواءِ ٻيو ڪو عبادت جي لائق نه آهي. ف٦٩ منهنجي رب جي طرف کان معرفتِ الاهي جو. ف٧٠ منهنجو دين قبول ڪر. ف٧١ جنهن سان تون قربِ الاهي جي منزلِ مقصود تائين پهچي سگهين. ف٧٢ ۽ ان جي فرمانبرداري ڪري ڪفر ۽ شرڪ ۾ مبتلا نه ٿيءُ. ف٧٣ ۽ لعنت ۽ عذاب ۾ ان جو ساٿي ٿئين. ان لطف آميز نصيحت ۽ هدايت دلپذير مان آزر نفعو نه ورتو ۽ ان جي جواب ۾

لَمْ تَنْتَهِ لَاَرْجُمَنَّكَ وَاهْجُرْنِيْ مَلِيًّا ﴿٤٦﴾ قَالَ سَلٰمٌ عَلَيْكَ ۚ سَاَسْتَغْفِرُ

وٽ نہ مڙين تہ مان توتي پٿراءُ ڪندس ۽ مون کان جدا ٿي وڃ ڏگهي زماني تائين وف٧٥ چيائين بس توتي سلام وف٧٦ قريب آهي جو مان

لَكَ رَبِّيْ ۭ اِنَّهٗ كَانَ بِيْ حَفِيًّا ﴿٤٧﴾ وَاَعْتَزِلُكُمْ وَمَا تَدْعُوْنَ مِنْ

تنهنجي واسطي پنهنجي رب کان معافي گهرندس وف٧٧ بيشڪ اهو مون تي مهربان آهي ۽ مان هڪ پاسي ٿي ويندس وف٧٨ توکان ۽ انهن سڀني کان

دُوْنِ اللّٰهِ وَاَدْعُوْا رَبِّيْ ڮ عَسٰٓى اَلَّآ اَكُوْنَ بِدُعَاۗءِ رَبِّيْ شَقِيًّا ﴿٤٨﴾

جن کي الله کان سواءِ پوڄو ٿا ۽ پنهنجي رب جي عبادت ڪندس وف٧٩ قريب آهي جو مان پنهنجي رب جي بندگي کان بدبخت نہ ٿيان وف٨٠

فَلَمَّا اعْتَزَلَهُمْ وَمَا يَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ ۙ وَهَبْنَا لَهٗٓ اِسْحٰقَ وَ

پوءِ جڏهن جدا ٿيو انهن کان ۽ الله کان سواءِ سندن معبودن کان وف٨١ تہ اسان ان کي اسحاق وف٨٢ ۽ يعقوب

يَعْقُوْبَ ۭ وَكُلًّا جَعَلْنَا نَبِيًّا ﴿٤٩﴾ وَوَهَبْنَا لَهُمْ مِّنْ رَّحْمَتِنَا وَ

وف٨٣ عطا ڪيا ۽ هر هڪ کي نبي (غيب جون خبرون ٻڌائيندڙ) ڪيو ۽ اسان انهن کي پنهنجي رحمت ڏني وف٨٤

جَعَلْنَا لَهُمْ لِسَانَ صِدْقٍ عَلِيًّا ﴿٥٠﴾ ۧ وَاذْكُرْ فِي الْكِتٰبِ مُوْسٰٓى ۡ

۽ انهن جي واسطي سچي بلند ناموري رکي وف٨٥ ۽ ڪتاب ۾ موسيٰ کي ياد ڪر

اِنَّهٗ كَانَ مُخْلَصًا وَّكَانَ رَسُوْلًا نَّبِيًّا ﴿٥١﴾ وَنَادَيْنٰهُ مِنْ جَانِبِ

بيشڪ اهو چونڊيل هو ۽ رسول هو غيب جون خبرون ٻڌائيندڙ ۽ اسان ان کي طور جي سڄي

الطُّوْرِ الْاَيْمَنِ وَقَرَّبْنٰهُ نَجِيًّا ﴿٥٢﴾ وَوَهَبْنَا لَهٗ مِنْ رَّحْمَتِنَآ اَخَاهُ

طرف کان سڏيو وف٨٦ ۽ ان کي پنهنجي راز ٻڌائڻ جي واسطي ويجهو ڪيو وف٨٧ ۽ پنهنجي مهرباني سان کيس عطا ڪيوسون سندس ڀاءُ

هٰرُوْنَ نَبِيًّا ﴿٥٣﴾ وَاذْكُرْ فِي الْكِتٰبِ اِسْمٰعِيْلَ ۡ اِنَّهٗ كَانَ صَادِقَ الْوَعْدِ

هارون نبي (غيب جون خبرون ٻڌائيندڙ) وف٨٨ ۽ ياد ڪر ڪتاب ۾ اسماعيل کي وف٨٩ بيشڪ اهو واعدي جو سچو هو وف٩٠

وَكَانَ رَسُوْلًا نَّبِيًّا ﴿٥٤﴾ ۚ وَكَانَ يَاْمُرُ اَهْلَهٗ بِالصَّلٰوةِ وَالزَّكٰوةِ ۠ وَكَانَ

۽ رسول هو غيب جون خبرون ٻڌائيندڙ ۽ حڪم ڏيندو هو پنهنجي گهر وارن کي وف٩١ نماز ۽ زڪوٰة جو ۽ پنهنجي

عِنْدَ رَبِّهٖ مَرْضِيًّا ﴿٥٥﴾ وَاذْكُرْ فِي الْكِتٰبِ اِدْرِيْسَ ۡ اِنَّهٗ كَانَ صِدِّيْقًا

رب کي پسند هو وف٩٢ ۽ ڪتاب ۾ ادريس کي ياد ڪر وف٩٣ بيشڪ اهو صديق هو غيب جون خبرون

نَّبِيًّا ﴿٥٦﴾ ڰ وَّرَفَعْنٰهُ مَكَانًا عَلِيًّا ﴿٥٧﴾ اُولٰۗىِٕكَ الَّذِيْنَ اَنْعَمَ اللّٰهُ عَلَيْهِمْ

ڏيندڙ ۽ اسان ان کي بلند ڪيو مٿاهين جڳهہ تي وف٩٤ . اهي آهن جن تي الله احسان ڪيو غيب جي خبرن

ع ٣ ١٠ ٦

وف٧٤ بتن جي مخالفت ۽ انهن کي ٻري چوڻ ۽ انهن جي عيبن بيان ڪرڻ کان. وف٧٥ تہ جيئن منهنجي هٿ ۽ زبان کان امن ۾ رهين. حضرت ابراهيم عليه السلام وف٧٦ اهو جيڏو ٿ جو سلام هو. وف٧٧ جو اهو توکي توبهہ ۽ ايمان جي توفيق ڏئي تنهنجي مغفرت ڪري. وف٧٨ بابل شهر کان شام جي طرف هجرت ڪري. وف٧٩ جنهن مون کي پيدا ڪيو ۽ مون تي احسان فرمايا. وف٨٠ هن ۾ تعريض آهي تہ جيئن توهان بتن جي پوڄا ڪري بدنصيب ٿيو، خدا پاڪ جي پوڄا ڪندڙ جي لاءِ اها ڳالهہ نہ آهي. ان جي عبادت ڪرڻ وارو بدبخت ۽ محروم نہ ٿو ٿئي. وف٨١ بيت المقدس جي طرف هجرت ڪري. وف٨٢ فرزند. وف٨٣ فرزند جو فرزند يعني پوٽو. فائدو:- هن ۾ اشارو آهي تہ حضرت ابراهيم عليه الصلوٰة والسلام جي عمر شريف ايتري وڏي ٿي ويئي جو پاڻ پنهنجي پوٽي حضرت يعقوب عليه السلام کي ڏٺائين. هن آيت ۾ هي ٻڌايو ويو تہ الله تعالىٰ جي لاءِ هجرت ڪرڻ ۽ پنهنجي گهر ٻار ڇڏڻ جي هيءَ جزا ملي جو الله تعالىٰ پٽ ۽ پوٽا عطا فرمايا. وف٨٤ جو مال ۽ اولاد ڪثرت سان عنايت فرمايائين. وف٨٥ تہ هر دين وارا مسلمان هجن توڙي يهودي توڙي نصراني، سڀ سندس تعريف ڪن ٿا ۽ نمازن ۾ ان تي ۽ سندس اولاد تي درود پڙهيو وڃي ٿو. وف٨٦ طور هڪ جبل جو نالو آهي جيڪو مصر ۽ مدين جي وچ ۾ آهي. حضرت موسيٰ عليه السلام کي مدين کان ايندي طور جي ان پاسي کان جيڪو حضرت موسيٰ عليه السلام جي ساڄي طرف هو، هڪ وڻ مان ندا ڏني ويئي يٰمُوْسٰٓى اِنِّيْٓ اَنَا اللّٰهُ رَبُّ الْعٰلَمِيْنَ. اي موسيٰ! مان ئي الله آهيان سڀني جهانن جو پالڻ وارو. وف٨٧ قرب جو مرتبو عطا فرمايو سي. پردا کنيا سي ايستائين جو پاڻ قلمن جو آواز ٻڌائين ۽ سندس قدر ۽ مرتبو بلند ڪيو ويو ۽ ساڻس الله تعالىٰ ڪلام فرمايو. وف٨٨ جڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام دعا گهري تہ يا رب! منهنجي گهر وارن مان منهنجي ڀاءُ هارون کي منهنجو وزير بناءِ. الله سائينءَ پنهنجي ڪرم ۽ عنايت سان اها دعا قبول فرمائي ۽ حضرت هارون عليه السلام کي سندس دعا سان نبي ڪيائين. حضرت هارون عليه السلام حضرت موسيٰ عليه السلام کان وڏو هو. وف٨٩ جيڪو حضرت ابراهيم عليه السلام جو فرزند ۽ حضور پرنور سيدنا محبوب عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جو ڏاڏو آهي. وف٩٠ نبي سڀ ئي سچا هئا تہ پر پاڻ ان وصف ۾ خاص شهرت رکي ٿو. هڪ ڀيري ڪنهن جاءِ تي ڪيس ڪو شخص چئي ويو تہ توهان هت ئي ويٺا رهو جيستائين مان واپس اچان. پاڻ اتي ان جي انتظار ۾ ٽي ڏينهن ويٺو رهيو. پاڻ صبر جو واعدو ڪيو هئائين ذبح جي موقعي تي. ان شان سان ان کي پورو فرمايائين. سبحان الله!



وف٩١ ۽ پنهنجي قوم جرهم کي جن جي طرف پاڻ مبعوث ٿيو. وف٩٢ پنهنجي طاعت، اعمال، صبر، استقلال، احوال ۽ خصلتن جي سبب سان. وف٩٣ سندس نالو اخنوخ آهي. پاڻ حضرت نوح عليه السلام جي والد جو ڏاڏو آهي. حضرت آدم عليه السلام کان پوءِ پاڻ ئي پهريون رسول آهي سندس والد حضرت شيث بن آدم عليه السلام آهي. سڀني کان اڳ جنهن شخص قلم سان لکيو، اهو پاڻ ئي آهي. ڪپڙن جي سبڻ ۽ سبيل ڪپڙن پهرڻ جي شروعات به ڪانئس ئي ٿي. ڪانئس اڳ ماڻهو کلون پهريندا هئا. سڀني کان اڳ هٿيار ٺاهڻ وارو، ترازو ۽ پيمانو قائم ڪرڻ وارو ۽ علم نجوم ۽ حساب ۾ نظر فرمائڻ وارو به پاڻ ئي آهي. اهي سڀ ڪم ڪانئس شروع ٿيا. الله تعالىٰ مٿس ٽيهہ صحيفا نازل ڪيا ۽ ڪتب الاهيہ جي گهڻي درس جي ڪري سندس نالو ادريس ٿيو. وف٩٤ دنيا ۾ کيس مرتبو مٿاهون عطا ڪيو سي يا هي معنىٰ آهي تہ آسمان تي کڻي ورتو سي ۽ اهو ئي صحيح تر آهي. بخاري ۽ مسلم جي حديث ۾ آهي تہ سيدي وسندي حضور پرنور محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن معراج جي رات حضرت ادريس عليه السلام کي چوٿين آسمان تي ڏٺو. حضرت ڪعب احبار وغيره کان روايت آهي تہ حضرت ادريس عليه الصلوٰة والسلام ملڪ الموت کي فرمايو تہ مان موت جو مزو چکڻ گهران ٿو، ڪيئن ٿئي ٿو، تون منهنجو روح قبض ڪري ڏيکار. اُن سندس حڪم جي تعميل ڪئي ۽ روح قبض ڪري انهي وقت سندس طرف واپس ڪيو، پاڻ زنده ٿي ويو. فرمايائين تہ هاڻ مون کي جهنم ڏيکار تہ جيئن الله تعالىٰ جو ڊپ وڌيڪ خوف ٿئي. اهڙي طرح اهو به ڪيو ويو. جهنم ڏسي پاڻ جهنم جي داروغي مالڪ کي فرمايائين تہ دروازو کول مان ان تان لنگهڻ چاهيان ٿو. اهڙيءَ طرح ائين ئي ڪيو ويو ۽ پاڻ ان تي لنگهيو. وري پاڻ ملڪ الموت کي فرمايائين تہ مون کي جنت ڏيکار اهو کيس جنت ۾ وٺي ويو. پاڻ دروازو کولرائي ڪري جنت ۾ داخل ٿيو. ٿوري دير بعد انتظار ڪري ملڪ الموت چيو تہ هاڻي توهان پنهنجي جاءِ تي تشريف وٺي وڃو. فرمايائين هاڻي مان هتان ڪٿي بہ نہ ويندس. الله تعالىٰ فرمايو آهي كُلُّ نَفْسٍ ذَآىِٕقَةُ الْمَوْتِ ۽ اهو مان چکي ئي چڪو آهيان ۽ هي فرمايو آهي وَاِنْ مِّنْكُمْ اِلَّا وَارِدُهَا تہ هر شخص کي جهنم تان لنگهڻو آهي، مان لنگهي چڪس. هاڻي مان جنت ۾ پهچي ويس ۽ جنت ۾ پهچڻ وارن جي لاءِ الله تعالىٰ فرمايو آهي وَمَا هُمْ مِّنْهَا بِمُخْرَجِيْنَ تہ اهي جنت مان نہ ڪڍيا ويندا. هاڻي مون کي جنت مان هلڻ جي لاءِ ڇو چوين ٿو. الله تعالىٰ ملڪ الموت کي وحي فرمايو تہ حضرت ادريس عليه السلام جيڪي ڪجهہ ڪيو منهنجي حڪم سان ڪيو ۽ اهو

مِنَ النَّبِيّٖنَ مِنْ ذُرِّيَّةِ اٰدَمَ ۗ وَمِمَّنْ حَمَلْنَا مَعَ نُوْحٍ ۗ وَّمِنْ

ٻُڌائيندڙن منجهان آدم جي اولاد مان ف٩٥ ۽ انهن مان جن کي اسان نوح سان گڏ سوار ڪيو ف٩٦ ۽ ابراهيم

ذُرِّيَّةِ اِبْرٰهِيْمَ وَاِسْرَآءِيْلَ ۗ وَمِمَّنْ هَدَيْنَا وَاجْتَبَيْنَا ۭ اِذَا تُتْلٰى

ف٩٧ ۽ يعقوب جي اولاد مان ف٩٨ ۽ انهن منجهان جن کي اسان واٽ ڏيکاري ۽ چونڊي چڏيو ف٩٩ جڏهن انهن تي

عَلَيْهِمْ اٰيٰتُ الرَّحْمٰنِ خَرُّوْا سُجَّدًا وَّبُكِيًّا ۩ ﴿٥٨﴾ فَخَلَفَ مِنْۢ بَعْدِهِمْ

رحمٰن جون آيتون پڙهيون ويون ٿي ته ڪري پوندا هئا سجدو ڪندي ۽ روئندي پوءِ انهن جي پٺيان انهن جي جاءِ

خَلْفٌ اَضَاعُوا الصَّلٰوةَ وَاتَّبَعُوا الشَّهَوٰتِ فَسَوْفَ يَلْقَوْنَ غَيًّا ﴿٥٩﴾

تي اهي نالائق آيا ف١٠١ جن نمازون وڃايون ۽ پنهنجي خواهشن جي پٺيان لڳا ف١٠٢ اعنقريب پوءِ اهي دوزخ غيءَ جو جهنگ ڏسندا ف١٠٣

اِلَّا مَنْ تَابَ وَاٰمَنَ وَعَمِلَ صَالِحًا فَاُولٰٓئِكَ يَدْخُلُوْنَ الْجَنَّةَ وَلَا

مگر جن توبهه ڪئي ۽ ايمان آندائون ۽ چڱا ڪم ڪيائون، ته اهي ماڻهو جنت ۾ ويندا

يُظْلَمُوْنَ شَيْـــًٔا ﴿٦٠﴾ جَنّٰتِ عَدْنِ ۨ الَّتِيْ وَعَدَ الرَّحْمٰنُ عِبَادَهٗ

۽ انهن کي ڪو به نقصان نه ڏنو ويندو ف١٠٤ . رهڻ جا باغ جن جو واعدو الله پنهنجي ف١٠٥ ٻانهن سان غيب ۾

بِالْغَيْبِ ۭ اِنَّهٗ كَانَ وَعْدُهٗ مَاْتِيًّا ﴿٦١﴾ لَا يَسْمَعُوْنَ فِيْهَا لَغْوًا اِلَّا سَلٰمًا ۭ

ڪيو ف١٠٦ بيشڪ ان جو واعدو اچڻ وارو آهي اهي ان ۾ ڪا به بيڪار ڳالهه نه ٻڌندا مگر سلام ف١٠٧

وَلَهُمْ رِزْقُهُمْ فِيْهَا بُكْرَةً وَّعَشِيًّا ﴿٦٢﴾ تِلْكَ الْجَنَّةُ الَّتِيْ نُوْرِثُ مِنْ

۽ انهن جي واسطي ان ۾ سندن رزق آهي صبح ۽ شام ف١٠٨ . هي اهو باغ آهي جنهن جو وارث اسان پنهنجي ٻانهن مان ان

عِبَادِنَا مَنْ كَانَ تَقِيًّا ﴿٦٣﴾ وَمَا نَتَنَزَّلُ اِلَّا بِاَمْرِ رَبِّكَ ۚ لَهٗ مَا بَيْنَ

کي ڪندا سين جيڪو پرهيزگار آهي ۽ (جبرئيل محبوب کي عرض ڪيو) ف١٠٩ اسان ملائڪ نه لهندا آهيون مگر حضور جي رب جي حڪم سان انهي جو آهي جيڪي

اَيْدِيْنَا وَمَا خَلْفَنَا وَمَا بَيْنَ ذٰلِكَ ۚ وَمَا كَانَ رَبُّكَ نَسِيًّا ﴿٦٤﴾ رَبُّ

اسان جي اڳيان آهي ۽ جيڪي اسان جي پٺيان ۽ جيڪي ان جي وچ ۾ آهي ف١١٠ ۽ حضور جو رب وسارڻ وارو نه آهي. ف١١١ آسمانن ۽ زمين

السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَمَا بَيْنَهُمَا فَاعْبُدْهُ وَاصْطَبِرْ لِعِبَادَتِهٖ ۭ هَلْ

۽ جو ڪجهه انهن جي وچ ۾ آهي سڀني جو مالڪ پوءِ تون انهي جي پوڄا ڪر انهي جي بندگي تي ثابت رهه ڇا

تَعْلَمُ لَهٗ سَمِيًّا ﴿٦٥﴾ وَيَقُوْلُ الْاِنْسَانُ ءَاِذَا مَا مِتُّ لَسَوْفَ اُخْرَجُ

ان جي نالي وارو ڪو ٻيو ڄاڻين ٿو. ف١١٢ ۽ ماڻهو چئي ٿو ڇا جڏهن مان مري ويندس ته ضرور جلدي جيئرو ڪري ڪڍيو ويندس

منزل ٤

منهنجي حڪم سان جنت سان داخل ٿيو. ڪيس ڇڏي ڏيءَ اهو جنت ۾ ئي رهندو. اهڙيءَ طرح پاڻ اتي زنده آهي.

ف٩٥ يعني حضرت ادريس ۽ حضرت نوح عليهما السّلام.

ف٩٦ يعني حضرت ابراهيم عليه السلام، جيڪو حضرت نوح عليه السلام جو پوٽو ۽ سندس فرزند سام جو فرزند آهي.

ف٩٧ جي اولاد مان حضرت اسماعيل، حضرت اسحاق ۽ حضرت يعقوب.

ف٩٨ حضرت موسىٰ، حضرت هارون، حضرت زڪريا، حضرت يحيىٰ ۽ حضرت عيسىٰ صلوٰة الله تعالىٰ عليهم وسلامه.

ف٩٩ شريعت جي شرح ۽ حقيقت جي ڪشف جي لاءِ.

ف١٠٠ الله تعالىٰ هنن آيتن ۾ خبر ڏني ته نبي سڳورا الله تعالىٰ جي آيتن کي ٻڌي خضوع ۽ خشوع ۽ خوف کان روئيندا ۽ سجدا ڪندا هئا. مسئلو: هن مان ثابت ٿيو ته قرآن پاڪ دل جي خشوع سان ٻڌڻ ۽ روئڻ مستحب آهي.

ف١٠١ مثل يهودين ۽ نصرانين وغيره جي.

ف١٠٢ ۽ طاعتِ الاهيءَ جي بجاءِ گناهن کي اختيار ڪيائون.

ف١٠٣ حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو "غيّ" جهنم ۾ هڪ وادي آهي، جنهن جي گرمي کان جهنم جون واديون به پناهه گهرن ٿيون. هي انهن ماڻهن جي لاءِ آهي، جيڪي زنا جا عادي ۽ ان تي جميل هجن ۽ جوا ۽ شراب جا عادي هجن ۽ جيڪي وياج خور ۽ وياج جا عادي هجن ۽ جيڪي والدين جي نافرماني ڪرڻ وارا هجن ۽ جيڪي ڪوڙي شاهدي ڏيڻ وارا هجن.

ف١٠٤ ۽ انهن جي عملن جي جزا ۾ ڪجهه به ڪمي نه ڪئي ويندي.

ف١٠٥ ايماندار صالح ۽ تائب.

ف١٠٦ يعني هن حال ۾ ته اهي جنت کان غائب آهن، ان جو مشاهدو نٿا ڪن.

ف١٠٧ ملائڪن جو يا پاڻ ۾ هڪ ٻئي جو.

ف١٠٨ يعني سدائين، ڇو ته جنت ۾ رات ۽ ڏينهن نه آهن. جنت وارا هميشه نور ۾ ئي رهندا يا مراد هي آهي ته دنيا جي ڏينهن جي مقدار ۾ ٻه ڀيرا بهشتي نعمتون سندن اڳيان پيش ڪيون وينديون.

ف١٠٩ شان نزول: بخاري شريف ۾ حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما کان روايت ٿيل آهي ته محبوب حضرت نبي ڪريم صاحب خلقِ عظيم اُمي عربي صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جبرئيل کي فرمايو اي جبرئيل! تون جيترو اسان وٽ اچين ٿو، ان کان وڌيڪ ڇو نٿو اچين؟ ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي. ف١١٠ يعني سڀني مڪانن جو اهو ئي مالڪ آهي. اسان هڪ مڪان کان ٻئي مڪان جي طرف نقل ۽ حرڪت ڪرڻ ۾ ان جي حڪم ۽ مشيت جا تابع آهيون، اهو هر حرڪت ۽ سڪون جو ڄاڻڻ وارو آهي ۽ غفلت ۽ وسرڪان پاڪ آهي. ف١١١ جڏهن چاهي، اسان کي توهان جي خدمت ۾ موڪلي. ف١١٢ يعني ڪنهن کي ان سان نالي جي شرڪت به نه آهي ۽ ان جي وحدانيت ايتري ظاهر آهي جو مشرڪن به پنهنجي ڪنهن معبود باطل جو نالو الله نه رکيو.

* ترجمت ڪا نئي غائب آهي سندن نظرن کان، اڳيان ڏٺو آهي يا هن حال ۾

حِيًّا ﴿٦٦﴾ اَوَلَا يَذْكُرُ الْاِنْسَانُ اَنَّا خَلَقْنٰهُ مِنْ قَبْلُ وَلَمْ يَكُ شَيْئًا ﴿٦٧﴾

وف۱۱۳ ۽ ڇا انسان کي ياد نه آهي ته اسان هن کان اڳي ان کي پيدا ڪيو ۽ اهو ڪجهه به نه هو وف۱۱۴

فَوَرَبِّكَ لَنَحْشُرَنَّهُمْ وَالشَّيٰطِيْنَ ثُمَّ لَنُحْضِرَنَّهُمْ حَوْلَ جَهَنَّمَ جِثِيًّا ﴿٦٨﴾

پوءِ تنهنجي رب جو قسم اسان انهن وف۱۱۵ کي ۽ سڀني شيطانن کي گهيري آڻينداسين وف۱۱۶ ۽ انهن کي دوزخ جي آس پاس حاضر ڪنداسين گوڏن ڀر ڪريل

ثُمَّ لَنَنْزِعَنَّ مِنْ كُلِّ شِيْعَةٍ اَيُّهُمْ اَشَدُّ عَلَى الرَّحْمٰنِ عِتِيًّا ﴿٦٩﴾ ثُمَّ

پوءِ اسان هر ٽولي مان ڪڍنداسين جيڪي انهن مان رحمان تي سڀني کان وڌيڪ بي باڪ هوندو وف۱۱۷ وف۱۱۸ .

لَنَحْنُ اَعْلَمُ بِالَّذِيْنَ هُمْ اَوْلٰى بِهَا صِلِيًّا ﴿٧٠﴾ وَاِنْ مِّنْكُمْ اِلَّا

پوءِ اسان خوب ڄاڻون ٿا جيڪي هن باهه ۾ وڌيڪ پچڻ جي لائق آهن . ۽ توهان مان ڪوبه اهڙو نه آهي جنهن جو

وَارِدُهَا ۚ كَانَ عَلٰى رَبِّكَ حَتْمًا مَّقْضِيًّا ﴿٧١﴾ ثُمَّ نُنَجِّي الَّذِيْنَ اتَّقَوْا وَّ

گذر دوزخ تي نه ٿئي وف۱۱۹ تنهنجي رب جي ذمي تي اها ضروري ڳالهه طئي ٿيل آهي وف۱۲۰ پوءِ اسان پرهيزگارن کي بچائي وٺنداسين وف۱۲۱

نَذَرُ الظّٰلِمِيْنَ فِيْهَا جِثِيًّا ﴿٧٢﴾ وَاِذَا تُتْلٰى عَلَيْهِمْ اٰيٰتُنَا بَيِّنٰتٍ قَالَ

۽ ظالمن کي ان ۾ ڇڏي ڏينداسين گوڏن ڀر ڪريل . جڏهن انهن تي اسان جون روشن آيتون پڙهيون وڃن ٿيون وف۱۲۲ ته ڪافر

الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لِلَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا ۙ اَيُّ الْفَرِيْقَيْنِ خَيْرٌ مَّقَامًا وَّاَحْسَنُ

مسلمانن کي چوندا آهن ته ڪهڙي ٽولي جي جاءِ سٺي ۽ مجلس بهتر آهي

نَدِيًّا ﴿٧٣﴾ وَكَمْ اَهْلَكْنَا قَبْلَهُمْ مِّنْ قَرْنٍ هُمْ اَحْسَنُ اَثَاثًا وَّرِءْيًا ﴿٧٤﴾

وف۱۲۳ . ۽ اسان انهن کان اڳي ڪيتريون ئي قومون تباهه ڪيون وف۱۲۴ جيڪي انهن کان به سامان ۽ ڏيک ۾ بهتر هيون .

قُلْ مَنْ كَانَ فِي الضَّلٰلَةِ فَلْيَمْدُدْ لَهُ الرَّحْمٰنُ مَدًّا ۚ حَتّٰٓى اِذَا

تون فرماءِ جيڪو گمراهي ۾ آهي ته ان کي رحمان خوب ڍر ڏيندو آهي وف۱۲۵ ايستائين جو جڏهن اهي ڏسن

رَاَوْا مَا يُوْعَدُوْنَ اِمَّا الْعَذَابَ وَاِمَّا السَّاعَةَ ۭ فَسَيَعْلَمُوْنَ مَنْ هُوَ

اها شيءِ جنهن جو انهن کي واعدو ڏنو ويو آهي . يا ته عذاب وف۱۲۶ يا قيامت . پوءِ اجهو ڄاڻي وٺندا وف۱۲۷ ته ڪنهن جو درجو

شَرٌّ مَّكَانًا وَّاَضْعَفُ جُنْدًا ﴿٧٥﴾ وَيَزِيْدُ اللّٰهُ الَّذِيْنَ اهْتَدَوْا هُدًى ۭ

خراب آهي ۽ ڪنهن جي فوج ڪمزور وف۱۲۸ . ۽ جن هدايت لڌي وف۱۲۹ الله انهن کي ايمان ۾ وڌيڪ هدايت ڏيندو وف۱۳۰

وَالْبٰقِيٰتُ الصّٰلِحٰتُ خَيْرٌ عِنْدَ رَبِّكَ ثَوَابًا وَّخَيْرٌ مَّرَدًّا ﴿٧٦﴾ اَفَرَءَيْتَ

۽ باقي رهندڙ نيڪ ڳالهين جو وف۱۳۱ تنهنجي رب وٽ سڀ کان بهتر ثواب ۽ سڀ کان چڱو انجام آهي وف۱۳۲ پوءِ ڇا تو ان کي ڏٺو

منزل ۴

وف۱۱۳ انسان مان هتي مُراد ڪافر آهن ، جيڪي موت کان پوءِ زنده ٿيڻ جا منڪر هئا ، جيئن اُبي بن خلف ۽ وليد بن مغيره ، انهن ماڻهن جي حق ۾ هي آيت نازل ٿي ۽ اهوئي انهيءَ جو شان نزول آهي .

وف۱۱۴ پوءِ جنهن معدوم کي موجود فرمايو ، ان جي قدرت سان مُئل کي جيئرو ڪرڻ تي ڪهڙو تعجب !

وف۱۱۵ يعني بعث جي منڪرن کي .

وف۱۱۶ يعني ڪافرن کي انهن جي گمراهه ڪرڻ وارن شيطانن سان گڏ هن طرح ته هر ڪافر شيطان سان گڏ هڪ زنجير ۾ جڪڙيل هوندو .

وف۱۱۷ ڪافرن جي .

وف۱۱۸ يعني باهه جي دخول ۾ جيڪو سڀني کان وڌيڪ سرڪش ۽ ڪفر ۾ سخت هوندو ، سو مقدم ڪيو ويندو . ڪن روايتن ۾ آهي ته سڀ ئي ڪافر جهنم جي چوڌاري زنجيرن ۾ جڪڙيل ، طوق وڌل حاضر ڪيا ويندا پوءِ جيڪي ڪفر ۽ سرڪشي ۾ سخت هوندا ، اهي پهريائين جهنم ۾ داخل ڪيا ويندا .

وف۱۱۹ چڱو هجي يا بڇڙو ، مگر چڱا سلامت رهندا ۽ جڏهن انهن جو گذر دوزخ تان ٿيندو ته دوزخ کان صدا اٿندي ته اي مومن ! لنگهي وڃ جو تنهنجي نور منهنجي لپٽ ٿڌي ڪري ڇڏي . حسن ۽ قتاده کان روايت ٿيل آهي ته دوزخ تان لنگهڻ مان پل صراط تان لنگهڻ مُراد آهي جيڪا دوزخ تي آهي .

وف۱۲۰ يعني جهنم تي وارد ٿيڻ لازم قضا آهي ، جيڪو الله تعالىٰ پنهنجن بندن تي لازم ڪيو آهي .

وف۱۲۱ يعني ايمان وارن کي .

وف۱۲۲ مثل نضر بن حارث وغيره قريش جا ڪافر هار سينگار ڪري ، وارن ۾ تيل وجهي ، ڦڻي ڏيئي عمدو لباس پهري فخر ۽ تڪبر سان غريب فقيرن

وف۱۲۳ مطلب هي آهي ته جڏهن آيتون نازل ڪيون وڃن ٿيون ۽ دليل ۽ برهان پيش ڪيا وڃن ٿا ، تڏهن ڪافر انهن ۾ فڪر نه ٿا ڪن ۽ انهن مان فائدو نه ٿا حاصل ڪن ۽ ان جي بجاءِ دولت ، مال ، لباس ۽ مڪان تي فخر ۽ تڪبر ڪن ٿا .

وف۱۲۴ اُمتون هلاڪ ڪري ڇڏيون .

وف۱۲۵ دُنيا ۾ ان جي عمر ڊگهي ڪري ۽ کيس سندس گمراهي ۽ سرڪشي ۾ وجهي ڪري .

وف۱۲۶ دُنيا جو قتل ۽ گرفتاري .

وف۱۲۷ جيڪا قسم قسم جي خواري ۽ عذاب تي مشتمل آهي . وف۱۲۸ ڪافرن جي شيطاني فوج يا مسلمانن جو ملڪي لشڪر . هن ۾ مشرڪن جي ان قول جو رد آهي ، جيڪو انهن چيو هو ته ڪهڙي ٽولي جو مڪان سٺو ۽ مجلس بهتر . وف۱۲۹ ۽ ايمان سان مُشرف ٿيا . وف۱۳۰ ان تي استقامت عطا فرمائي ۽ زياده بصيرت ۽ توفيق ڏيئي ڪري . وف۱۳۱ عبادتون ، آخرت جا سمورا عمل ، پنج وقتي نمازون الله تعالىٰ جي تسبيح وتحميد ۽ ان جو ذڪر ۽ سمورا چڱا عمل ، اهي سڀ باقيات الصالحات آهن جو مؤمن جي لاءِ باقي رهن ٿا ۽ ڪم اچن ٿا . وف۱۳۲ ڪافرن جي عملن جي خلاف ، جو اهي سڀ بيڪار ۽ باطل آهن .

اَلَّذِیْ كَفَرَ بِاٰیٰتِنَا وَ قَالَ لَاُوْتَیَنَّ مَالًا وَّ وَلَدًا ﴿۷۷﴾ اَطَّلَعَ الْغَیْبَ

جيڪو اسان جي آيتن کان منڪر ٿيو ۽ چيو ته مون کي ضرور مال ۽ اولاد ملندا ف١٣٣. ڇا غيب کي ڏسي آيو آهي

اَمِ اتَّخَذَ عِنْدَ الرَّحْمٰنِ عَهْدًا ﴿۷۸﴾ كَلَّا ؕ سَنَكْتُبُ مَا یَقُوْلُ وَ نَمُدُّ لَهٗ

ف١٣٤ يا رحمان وٽان ڪو واعدو ورتو اٿس. هرگز نه ف١٣٥ اجهو اسان لکون ٿا جيڪي اهو چوي ٿو ۽ ان کي خوب ڊگهو

مِنَ الْعَذَابِ مَدًّا ﴿۷۹﴾ وَّ نَرِثُهٗ مَا یَقُوْلُ وَ یَاْتِیْنَا فَرْدًا ﴿۸۰﴾ وَ اتَّخَذُوْا

عذاب ڏينداسين. ۽ جيڪي شيون چئي رهيو آهي ف١٣٦ انهن جا وارث اسانئي هونداسين ۽ اسان وٽ اڪيلو ايندو ف١٣٧ ۽ الله کان سواءِ

مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ اٰلِهَةً لِّیَكُوْنُوْا لَهُمْ عِزًّا ﴿۸۱﴾ كَلَّا ؕ سَیَكْفُرُوْنَ

ٻيا خدا ٺاهيا اٿن ف١٣٨ جيئن اهي انهن کي طاقت ڏين ف١٣٩. هرگز نه ف١٤٠ جلدي اهي انڪار ڪندا

بِعِبَادَتِهِمْ وَ یَكُوْنُوْنَ عَلَیْهِمْ ضِدًّا ﴿۸۲﴾ اَلَمْ تَرَ اَنَّاۤ اَرْسَلْنَا الشَّیٰطِیْنَ

ف١٤١ انهن جي پوڄا کان ۽ انهن جا مخالف ٿي ويندا ف١٤٢. ڇا تو نه ڏٺو ته اسان ڪافرن تي شيطان موڪليا

عَلَى الْكٰفِرِیْنَ تَؤُزُّهُمْ اَزًّا ﴿۸۳﴾ فَلَا تَعْجَلْ عَلَیْهِمْ ؕ اِنَّمَا نَعُدُّ لَهُمْ

ف١٤٣ جو اهي انهن کي خوب اڀاريندا آهن ف١٤٤. پوءِ تون انهن تي جلدي نه ڪر اسان ته انهن جي ڳڻپ پوري ڪري رهيا آهيون ٿا.

عَدًّا ﴿۸۴﴾ یَوْمَ نَحْشُرُ الْمُتَّقِیْنَ اِلَى الرَّحْمٰنِ وَفْدًا ﴿۸۵﴾ وَّ نَسُوْقُ الْمُجْرِمِیْنَ

ف١٤٥ جنهن ڏينهن اسان پرهيزگارن کي رحمٰن جي طرف وٺي وينداسين مهمان بڻائي ف١٤٦. ۽ ڏوهارين کي

اِلٰى جَهَنَّمَ وِرْدًا ﴿۸۶﴾ لَا یَمْلِكُوْنَ الشَّفَاعَةَ اِلَّا مَنِ اتَّخَذَ عِنْدَ الرَّحْمٰنِ

جهنم جي طرف هڪليندا سين اڃيو ف١٤٧. ماڻهو شفاعت جا مالڪ نه آهن، مگر اهي جن رحمان وٽ قرار (عهد)

عَهْدًا ﴿۸۷﴾ وَ قَالُوا اتَّخَذَ الرَّحْمٰنُ وَلَدًا ﴿۸۸﴾ لَقَدْ جِئْتُمْ شَیْــٴًـا اِدًّا ﴿۸۹﴾

رکيو آهي ف١٤٨. ۽ ڪافرن چيو ته ف١٤٩ رحمان اولاد ورتي آهي. بيشڪ توهان انتهائي ڳري ڳالهه ڪئي

تَكَادُ السَّمٰوٰتُ یَتَفَطَّرْنَ مِنْهُ وَ تَنْشَقُّ الْاَرْضُ وَ تَخِرُّ الْجِبَالُ

آهي ف١٥٠. قريب آهي جو آسمان ان جي مٿان ڪري ڦاٽي پون ۽ زمين چيرجي پوي ۽ جبل ڪري پون

هَدًّا ﴿۹۰﴾ اَنْ دَعَوْا لِلرَّحْمٰنِ وَلَدًا ﴿۹۱﴾ وَ مَا یَنْۢبَغِیْ لِلرَّحْمٰنِ اَنْ یَّتَّخِذَ

ڍهي ف١٥١. هن تي جو انهن رحمان ڏي اولاد جي نسبت ڪئي. ۽ رحمان جي لائق نه آهي جو اولاد اختيار

وَلَدًا ﴿۹۲﴾ اِنْ كُلُّ مَنْ فِی السَّمٰوٰتِ وَ الْاَرْضِ اِلَّاۤ اٰتِی الرَّحْمٰنِ عَبْدًا ﴿۹۳﴾

ڪري ف١٥٢. آسمان ۽ زمين ۾ جيترا به آهن سمورا سندس درگاهه ۾ ٻانها ٿي ڪري حاضر ٿيندا. ف١٥٣



ف١٣٣ شان نزول:- بخاري ۽ مسلم شريف جي حديث ۾ آهي ته حضرت خبّاب بن ارت جو جاهليت جي زماني ۾ عاص بن وائل تي قرض هو. هو اُن وٽ گهرڻ لاءِ ويو ته عاص چيو ته مان تنهنجو قرض ادا نه ڪندس، جيستائين تون محبوب سيدعالم صلى الله عليه وسلم جن کان نه ڦري وڃين ۽ ڪفر اختيار نه ڪرين. حضرت خباب فرمايو ائين هرگز نه ٿو ٿي سگهي ايستائين جو تون مرين ۽ مرڻ کان پوءِ زنده ٿي ڪري اُٿين. اهو چوڻ لڳو مرڻ کان پوءِ وري اٿندس! حضرت خباب چيو ها ٿو. عاص چيو ته پوءِ مون کي ڇڏي ڏي ايستائين جو مري وڃان ۽ مرڻ کان پوءِ زنده ٿيان ۽ مون کي مال ۽ اولاد ملي ته ڏهن ئي توهان جو قرض ادا ڪندس. ان تي هي آيات ڪريمه نازل ٿيون. ف١٣٤ ۽ ان لوح محفوظ ۾ ڏسي ورتو آهي ته آخرت ۾ ڪيس مال أولاد ملندو. ف١٣٥ ائين نه آهي ته پوءِ. ف١٣٦ يعني مال ۽ اولاد، انهن سڀني کان سندس قبضو ۽ تصرف سندس هلاڪ ٿيڻ سان ختم ٿي ويندو. ف١٣٧ جو نه ان وٽ مال هوندو ۽ نه اولاد ۽ ان جي اها دعوىٰ ڪرڻ ڪوڙي ٿي ويندي. ف١٣٨ يعني مشرڪن، بُتن کي معبود ٺاهيو ۽ انهن جي عبادت ڪرڻ لڳا هِن اميد تي. ف١٣٩ ۽ سندن مدد ڪن ۽ کين عذاب کان بچائن ف١٤٠ ائين ٿي ئي نه ٿو سگهي. ف١٤١ بُت، جن کي اهي پوڄيندا هئا. ف١٤٢ کين ڪوڙو ڪندا ۽ مٿن لعنت ڪندا. الله تعالىٰ کين زبان ڏيندو ۽ اهي چوندا يارب! هنن کي عذاب ڪر. ف١٤٣ يعني شيطان کي انهن تي ڇڏي ڏنو سين مسلط ڪري ڇڏيو سين. ف١٤٤ ۽ گناهن تي اڀارن ٿا. ف١٤٥ عملن جي جزا جي لاءِ يا ساهن جي فنا جي لاءِ يا ڏينهن، مهينن ۽ سالن جي ان مقرر وقت جي لاءِ جيڪو انهن جي عذاب جي واسطي مقرر آهي. ف١٤٦ حضرت علي المرتضىٰ رضى الله تعالىٰ عنه کان روايت ٿيل آهي ته مؤمن متقي حشر ۾ پنهنجي قبرن مان سوار ڪري اٿاريا ويندا ۽ انهن جي سوارين تي سونهري زين ۽ نرم گدا هوندا. ف١٤٧ ذلت ۽ توهين سان سندن ڪفر سبب. ف١٤٨ يعني جن کي شفاعت جو اذن مليو آهي، سي ئي شفاعت ڪندا يا هي معنىٰ آهي ته شفاعت صرف مؤمن جي ٿيندي ۽ اهي ان مان فائدو حاصل ڪندا. حديث شريف ۾ آهي ته جنهن ايمان آندو، جنهن لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ چيو، ان جي لاءِ الله تعالىٰ وٽ عهد آهي. ف١٤٩ يعني يهودين نصارن ۽ مشرڪن، جيڪي ملائڪن کي الله تعالىٰ جون ڌيئرون چوندا هئا ته. ف١٥٠ انتها درجي جو باطل ۽ نهايت سخت ۽ بُرو ڪلمو توهان پنهنجي وات مان ڪڍيو. ف١٥١ يعني اهو ڪلمو اهڙي بي ادبي ۽ گستاخي جو آهي جو جيڪڏهن الله تعالىٰ غضب فرمائي ته ان تي ساري جهان جو نظام درهم برهم ڪري ڇڏي. حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته ڪافرن جڏهن اها گستاخي ڪئي ۽ اهڙو بي ادبيءَ وارو ڪلمو بڪيو، تڏهن جِنن ۽ انسانن کان سواءِ آسمان زمين ۽ جبل وغيره سموري خلق پريشانيءَ ۾ پئجي وئي ۽ هلاڪت جي ويجهو پهچي وئي. ملائڪن کي ڪاوڙ آئي ۽ جهنم کي جوش آيو. پوءِ الله تعالىٰ پنهنجي پاڪائي بيان فرمائي. ف١٥٢ اهو ان کان پاڪ آهي ۽ ان جي لاءِ اولاد هجڻ مشڪل آهي ممڪن نه آهي. ف١٥٣ ٻانهي هجڻ جو اقرار ڪندي ۽ ٻانهو هجڻ ۽ اولاد هجڻ گڏ ٿي ئي نه ٿو سگهي ۽ اولاد مملوڪ نه ٿي ٿئي، پوءِ جيڪا مملوڪ آهي، هرگز اولاد نه آهي.

ع ٥ / ١٧ / ٨

وقف لازم · وقف لازم · وقف لازم · وقف لازم

لَقَدْ اَحْصٰىهُمْ وَعَدَّهُمْ عَدًّا ﴿٩٤﴾ وَكُلُّهُمْ اٰتِيْهِ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ

تحقيق اهو انهن جي ڪُٽُ ڄاڻي ٿو ۽ هڪ هڪ ڪري انهن کي ڳڻي ڇڏيو اٿس ڦ١٥٤. ۽ انهن مان هر هڪ قيامت جي ڏينهن سندس بارگاه ۾ اڪيلو

فَرْدًا ﴿٩٥﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ سَيَجْعَلُ لَهُمُ

حاضر ٿيندو ڦ١٥٥. بيشڪ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون عنقريب انهن جي واسطي رحمان محبت

الرَّحْمٰنُ وُدًّا ﴿٩٦﴾ فَاِنَّمَا يَسَّرْنٰهُ بِلِسَانِكَ لِتُبَشِّرَ بِهِ الْمُتَّقِيْنَ

پيدا ڪندو ڦ١٥٦. پوءِ اسان هن قرآن کي تنهنجي زبان ۾ آسان فرمايو آهي ته تون ان سان خوشخبري ڏين پرهيزگارن کي ۽ جهڳڙالو

وَتُنْذِرَ بِهٖ قَوْمًا لُّدًّا ﴿٩٧﴾ وَكَمْ اَهْلَكْنَا قَبْلَهُمْ مِّنْ قَرْنٍ هَلْ

ماڻهن کي ان سان ڊيڄارين ۽ اسان انهن کان اڳ ۾ ڪيترييون قومون تباهه ڪيون ڦ١٥٧ ڇا

تُحِسُّ مِنْهُمْ مِّنْ اَحَدٍ اَوْ تَسْمَعُ لَهُمْ رِكْزًا ﴿٩٨﴾

تون انهن مان ڪنهن کي ڏسين ٿو يا انهن جي ڀڻڪ ٻڌين ٿو. ڦ١٥٨

سُوْرَةُ طٰهٰ ٢٠ مَكِّيَّةٌ ٤٥ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ — اٰيَاتُهَا ١٣٥ رُكُوْعَاتُهَا ٨

سورة طٰهٰ مڪي آهي ۽ هن ۾ هڪ سو ... الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ڦ١ پنجٽيهه آيتون ۽ اٺ رڪوع آهن

طٰهٰ ﴿١﴾ مَاۤ اَنْزَلْنَا عَلَيْكَ الْقُرْاٰنَ لِتَشْقٰۤى ﴿٢﴾ اِلَّا تَذْكِرَةً لِّمَنْ

اي محبوب اسان توتي هي قرآن ان جي ڪري نه لاٿو جو تون تڪليف ڪرين ڦ٢ ها ان جي نصيحت واسطي جيڪو

يَّخْشٰى ﴿٣﴾ تَنْزِيْلًا مِّمَّنْ خَلَقَ الْاَرْضَ وَالسَّمٰوٰتِ الْعُلٰى ﴿٤﴾ اَلرَّحْمٰنُ

خوف رکندو هجي ڦ٣. ان جو نازل ڪيل جنهن پيدا ڪيو زمين ۽ بلند آسمان کي. اهو وڏو مهربان ان عرش تي استوا فرمايو

عَلَى الْعَرْشِ اسْتَوٰى ﴿٥﴾ لَهٗ مَا فِى السَّمٰوٰتِ وَمَا فِى الْاَرْضِ وَ

جيئن ان جي شان جي لائق آهي. ان جو آهي جو ڪجهه آسمانن ۾ آهي ۽ جو ڪجهه زمين ۾ ۽ جو ڪجهه انهن جي وچ ۾ آهي

مَا بَيْنَهُمَا وَمَا تَحْتَ الثَّرٰى ﴿٦﴾ وَاِنْ تَجْهَرْ بِالْقَوْلِ فَاِنَّهٗ يَعْلَمُ

۽ جو ڪجهه هن آلي مٽي جي هيٺان آهي ڦ٤ ۽ جيڪڏهن تون ڳالهه ڏاڍيان چوين پوءِ اهو ته ڄاڻي ٿو راز ۽ ان کي جيڪو

السِّرَّ وَاَخْفٰى ﴿٧﴾ اَللّٰهُ لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۚ لَهُ الْاَسْمَآءُ الْحُسْنٰى ﴿٨﴾ وَهَلْ

ان کان به وڌيڪ لڪل آهي ڦ٥ الله جو ان کان سواءِ ڪنهن جي بندگي نه آهي انهي جي واسطي آهن سڀ سهڻا نالا ڦ٦. ۽ موسيٰ جي

اَتٰىكَ حَدِيْثُ مُوْسٰى ﴿٩﴾ اِذْ رَاٰ نَارًا فَقَالَ لِاَهْلِهِ امْكُثُوْۤا اِنِّىْۤ

توکي ڪا خبر پهتي ڦ٧. جڏهن ان هڪ باهه ڏٺي ته پنهنجي بيبي کي چيائين ٺهرو مون کي هڪ باهه نظر

ڦ١٥٤ سڀ ان جي علم ۾ بقيد ۽ محصور آهن ۽ هر هڪ جي ڏينهن ڄاساهه، آثار، سمور ۽ احوال ۽ مڙئي امورن جي شمار ۾ آهن. اُن تي ڪجهه مخفي نه آهي سڀ ان جي تدبير ۽ قدرت جي هيٺ آهن. ڦ١٥٥ مال، اولاد، مددگار ۽ ناصر ڪان سواءِ. ڦ١٥٦ يعني پنهنجو محبوب بنائيندو ۽ پنهنجن ٻانهن جي دل ۾ انهن جي محبت وجهندو. بخاري ۽ مسلم جي حديث ۾ آهي ته جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن ٻانهي کي محبوب ڪري ٿو ته جبرئيل کي فرمائي ٿو ته فلاڻو منهنجو محبوب آهي. جبرئيل ان سان محبت ڪرڻ لڳي ٿو. پوءِ حضرت جبرئيل آسمانن ۾ ندا ڪري ٿو ته الله تعاليٰ فلاڻي کي محبوب رکي ٿو ته سڀ ئي ان کي محبوب رکو ته پوءِ آسمان وارا اُن کي محبوب رکن ٿا، وري زمين ۾ ان جي مقبوليت عام ڪئي وڃي ٿي. مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته مؤمن صالحن ۽ ڪامل ولين جي عام مقبوليت سندن محبوبيت جو دليل آهي. جيئن حضور غوث الاعظم رضي الله تعاليٰ عنه، حضرت سلطان نظام الدين دهلوي، حضرت سلطان سيد اشرف جهانگير سمناني ۽ اسرار الاهيءَ جي بحرِ ذخار جناب قطب الاقطاب حضرت پير سائين روضي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنهم ۽ ٻين ڪامل ولي سڳورن جون عام مقبوليتون سندن محبوبيت جو دليل آهن. ڦ١٥٧ نبين سڳورن جي تڪذيب جي سبب ڪان ڪيترين ئي امتون هلاڪ ڪيون سي. ڦ١٥٨ اهي سڀئي هلاڪ ڪيا ويا اهڙيءَ طرح اهي ماڻهو جيڪڏهن اهوئي طريقو اختيار ڪندا ته انهن جو به اهوئي انجام ٿيندو.

ڦ١ سورة طٰهٰ مڪي آهي. هن ۾ اٺ رڪوع، هڪ سو پنجٽيهه آيتون هڪ هزار ڇهه سؤ ايڪيتاليهه ڪلما ۽ پنج هزار ٻه سؤ ٻائيتاليهه حرف آهن. ڦ٢ ۽ ساري رات جي قيام جي تڪليف ڪڻ. شان نزول:- حضور محبوب سيد عالم صلي الله عليه وسلم جن عبادت ۾ گهڻو جُهد فرمائيندا هُئا ۽ ساري رات قيام ۾ گذاريندا هُئا ايستائين جو قدم مبارڪ سُڄي پوندا هُئا ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي ۽ جبرئيل عليه السلام حاضر ٿي ڪري الله تعاليٰ جي حڪم سان عرض ڪيو ته پنهنجي ذات پاڪ کي ڪجهه آرام ڏيو ان جو به حق آهي. هڪ قول هي به آهي ته حضور محبوب سيد الڪونين صلي الله تعاليٰ عليه وسلم جن ماڻهن جي ڪفر ۽ انهن جي ايمان کان محروم رهڻ تي تمام گهڻا رنجيده ۽ حسرت وارا رهندا هُئا ۽ دل مبارڪ تي اُن سبب جي ڪري رنج ۽ ملال رهندو هو. هن آيت ۾ فرمايو ويو ته توهان رنج و ملال جي تڪليف نه ڪڻو. قرآن پاڪ توهان جي مشقت جي لاءِ نازل نه ڪيو ويو آهي. ڦ٣ اهو ان مان نفعو حاصل ڪندو ۽ هدايت لهندو. ڦ٤ جيڪو ستن زمينن جي هيٺان آهي. مُراد هي آهي ته ڪائنات ۾ جيڪو ڪجهه آهي، عرش، آسمان، زمين ۽ تحت الثريٰ ڪجهه هجي، ڪٿي هجي، سڀني جو مالڪ الله تعاليٰ آهي. ڦ٥ سِرُّ يعني راز اهو آهي، جنهن کي ماڻهو رکي ٿو ۽ لڪائي ٿو ۽ ان کان وڌيڪ لِڪل اهو آهي، جنهن کي انسان ڪري وارو آهي مگر اڃا ڄاڻي به نه ٿو نه ان سان سندس ارادو متعلق ٿيو نه ان تائين خيال پهتو. هڪ قول هي آهي ته سِرُّ مان مُراد اهو آهي، جنهن کي انسان ڪان لڪائي ٿو ۽ ان کان وڌيڪ لِڪل شيءِ وسوسو آهي. هڪ ٻيو قول هي آهي ته راز ٻانهي جو اهو آهي، جنهن کي ٻانهو پاڻ ڄاڻي ٿو ۽ الله تعاليٰ ڄاڻي ٿو. ان کان وڌيڪ لڪل رباني راز آهن جن کي الله تعاليٰ ڄاڻي ٿو ٻانهو نه ٿو ڄاڻي. آيت ۾ تنبيهه آهي ته ماڻهن کي بُرن فعلن کان پرهيز ڪرڻ گهرجي، اهي ظاهر هجن توڙي باطن، ڇو ته الله تعاليٰ کان ڪجهه لڪل نه آهي ۽ هن ۾ نيڪ عملن جي ترغيب به آهي ته عبادت ظاهري يا باطني الله تعاليٰ کان لڪل نه آهي، اهو جزا عطا فرمائيندو. تفسير بيضاوي ۾ قول مان ذڪر الاهي ۽ دعا مُراد ورتل آهي ۽ فرمايو اٿس ته هن آيت ۾ هن تي تنبيه ڪئي ويئي آهي ته ذڪر ۽ دعا ۾ جهر الله تعاليٰ کي ٻُڌائڻ جي لاءِ نه آهي، بلڪ ذڪر کي نفس ۾ راسخ ڪرڻ ۽ نفس کي غير سان مشغولي کان روڪڻ ۽ ٻري رکڻ جي لاءِ آهي. ڦ٦ اهو واحد بالذات آهي، نالا ۽ صفات عبارتون آهن.* ڦ٧ حضرت موسيٰ عليه الصلوٰة والسلام جو احوال بيان فرمايو ويو ته جيئن معلوم ٿئي ته نبي سڳورا جيڪي مٿانهان درجا حاصل ڪن ٿا سي نبوت ۽ رسالت جي فرضن جي ادا ڪرڻ ۾ ڪيتري قدر تڪليفون برداشت ڪن ٿا ۽ ڪهڙين ڪهڙين سختين تي صبر فرمائن ٿا. هتي حضرت موسيٰ عليه السلام جي اُن سفر جو واقعو بيان فرمايو وڃي ٿو جنهن ۾ پاڻ مدين کان مصر جي طرف حضرت شعيب عليه السلام کان اجازت وٺي ڪري پنهنجي والده ماجده سان ملڻ جي لاءِ روانا ٿيا هو. سندس گهر واري ساڻ هئس ۽ پاڻ شام جي بادشاهن جي انديشي کان رستو ڇڏي جهنگ مان هلڻ اختيار ڪيو. بيبي صاحبه حامله هئي، هلندي هلندي طور جبل جي اولهندي پاسي پهتا ته اتي رات جي وقت بيبي صاحبه کي ٻار ڄڻڻ جو درد شروع ٿيو، اها رات اونداهي هئي، برف وسي رهي هئي سخت سردي هئي، ڪيس ۾ ري کان معلوم ٿي. باهه

*٠ ۽ ظاهر آهي ته عبارتن جو تعدد معنيٰ جي تعدد کي چاهيندڙ نه آهي.

اٰنَسْتُ نَارًا لَّعَلِّيْٓ اٰتِيْكُمْ مِّنْهَا بِقَبَسٍ اَوْ اَجِدُ عَلَى النَّارِ هُدًى ﴿١٠﴾

آئي آهي شايد مان توهان جي واسطي ان مان ڪو ٽانڊو ڪٽي اچان يا باهه تائين رستو لهان.

فَلَمَّآ اَتٰىهَا نُوْدِيَ يٰمُوْسٰى ﴿١١﴾ اِنِّيْٓ اَنَا رَبُّكَ فَاخْلَعْ نَعْلَيْكَ ۚ اِنَّكَ

پوءِ جڏهن باهه وٽ آيو ٨ سڏ فرمايو ويو ته اي موسىٰ. بيشڪ مان تنهنجو رب آهيان پوءِ تون پنهنجا جوتا لاهه ٩ بيشڪ تون

بِالْوَادِ الْمُقَدَّسِ طُوًى ﴿١٢﴾ وَاَنَا اخْتَرْتُكَ فَاسْتَمِعْ لِمَا يُوْحٰى ﴿١٣﴾

طوىٰ جي پاڪ وادي ۾ آهين ١٠ ۽ مان توکي چونڊيو ١١ هاڻي ڪن لائي ٻڌ جيڪي توکي وحي موڪليو وڃي.

اِنَّنِيْٓ اَنَا اللّٰهُ لَآ اِلٰهَ اِلَّآ اَنَا فَاعْبُدْنِيْ ۙ وَاَقِمِ الصَّلٰوةَ لِذِكْرِيْ ﴿١٤﴾

بيشڪ مان ئي آهيان الله مون کان سواءِ ڪو به معبود نه آهي، پوءِ منهنجي عبادت ڪر ۽ منهنجي ياد جي واسطي نماز قائم رک ١٢.

اِنَّ السَّاعَةَ اٰتِيَةٌ اَكَادُ اُخْفِيْهَا لِتُجْزٰى كُلُّ نَفْسٍ بِمَا تَسْعٰى ﴿١٥﴾

بيشڪ قيامت اچڻ واري آهي، قريب هو جو، مان ان کي سمورن کان لڪايان ١٣ جيئن هر ساهه پنهنجي ڪوشش جو بدلو لهي ١٤.

فَلَا يَصُدَّنَّكَ عَنْهَا مَنْ لَّا يُؤْمِنُ بِهَا وَاتَّبَعَ هَوٰىهُ فَتَرْدٰى ﴿١٦﴾

پوءِ هرگز توکي ١٥ ان جي مڃڻ کان اهو نه روڪي جيڪو ان تي ايمان نٿو رکي ۽ پنهنجي سڌ جي پٺيان هليو ١٦ جو تون هلاڪ ٿيئين.

وَمَا تِلْكَ بِيَمِيْنِكَ يٰمُوْسٰى ﴿١٧﴾ قَالَ هِيَ عَصَايَ ۚ اَتَوَكَّؤُا عَلَيْهَا

۽ هي تنهنجي سڄي هٿ ۾ ڇا آهي اي موسىٰ ١٧ عرض ڪيائين هي منهنجي لٺ آهي ١٨ مان ان تي ٽيڪ ڏيندو آهيان ۽

وَاَهُشُّ بِهَا عَلٰى غَنَمِيْ وَلِيَ فِيْهَا مَاٰرِبُ اُخْرٰى ﴿١٨﴾ قَالَ اَلْقِهَا

۽ ان سان پنهنجي ٻڪرين جي واسطي پن ڇاڻيندو آهيان ۽ منهنجا ان ۾ ٻيا ڪم به آهن ١٩ فرمايائين ان کي ڦٽي ڪر

يٰمُوْسٰى ﴿١٩﴾ فَاَلْقٰىهَا فَاِذَا هِيَ حَيَّةٌ تَسْعٰى ﴿٢٠﴾ قَالَ خُذْهَا وَلَا تَخَفْ ۫

اي موسىٰ! پوءِ موسىٰ ڦٽي ڪئي ته اها ڊوڙندڙ نانگ ٿي وئي ٢٠ فرمايائين ان کي ڪٽي وٺ ۽ خوف نه ڪر

سَنُعِيْدُهَا سِيْرَتَهَا الْاُوْلٰى ﴿٢١﴾ وَاضْمُمْ يَدَكَ اِلٰى جَنَاحِكَ تَخْرُجْ

هينئر ئي اسان ان کي پهرئين وانگر ڪري ڇڏينداسون ٢١ ۽ پنهنجو هٿ پنهنجي ٻانهن سان ملاءِ ٢٢ ته اهو نڪرندو

بَيْضَآءَ مِنْ غَيْرِ سُوْٓءٍ اٰيَةً اُخْرٰى ﴿٢٢﴾ لِنُرِيَكَ مِنْ اٰيٰتِنَا الْكُبْرٰى ﴿٢٣﴾ ۚ

خوب روشن ٿي بغير ڪنهن بيماري جي ٢٣ هڪ ٻي نشاني ٢٤ جيئن اسان توکي ڏيکاريون پنهنجون وڏيون وڏيون نشانيون

اِذْهَبْ اِلٰى فِرْعَوْنَ اِنَّهٗ طَغٰى ﴿٢٤﴾ ۧ قَالَ رَبِّ اشْرَحْ لِيْ صَدْرِيْ ﴿٢٥﴾ ۙ وَ

فرعون وٽ وڃ ٢٥ اهو سرڪش ٿيو ٢٦ عرض ڪيائين اي منهنجا رب منهنجي واسطي منهنجو سينو کولي ڇڏ ٢٧ ۽

ع ٢٤ / ١٠



ف ٨ اتي هڪ سرسبز ۽ شاداب وڻ ڏٺائين، جيڪو مٿان کان هيٺ تائين نهايت روشن هو، جيترو ان جي ويجهو وڃي ٿو، پري ٿئي ٿو. جڏهن بيهي رهجي ٿو ته ويجهو ٿئي ٿو، ان وقت کيس. ف ٩ جوان ۾ تواضع ۽ بقعه معظمه جو احترام ۽ وادي مقدس جي مٽي مان برڪت حاصل ڪرڻ جو موقعو آهي. ف ١٠ طوىٰ مقدس وادي جو نالو آهي، جتي هي واقعو پيش آيو. ف ١١ تنهنجي قوم مان نبوت ۽ رسالت ۽ ڪلام جي شرف سان مشرف فرمايم. اهانڊا حضرت موسىٰ عليه السلام پنهنجي بدن جي هر جُزي سان ٻڌي ۽ ٻڌڻ جي قوت ايتري عام ٿي جو سمورو جسم مبارڪ ڪن بڻجي ويو. سبحان الله! ف ١٢ ته جيئن تون ان ۾ مون کي ياد ڪرين ۽ منهنجي ياد ۾ اخلاص ۽ منهنجي رضا مقصود هجي. ڪو ٻيو غرض نه هجي. اهڙي طرح رياءَ جو دخل نه هجي يا هي معنىٰ آهي ته تون منهنجي نماز قائم رک ته جيئن مان توکي پنهنجي رحمت سان ياد فرمايان. فائدو:- هن مان معلوم ٿيو ته ايمان کان پوءِ فرض مان وڏو فرض نماز آهي. ف ١٣ ۽ ٻانهن کي ان جي اچڻ جي خبر نه ڏيان ۽ ان جي اچڻ جي خبر نه ڏني وڃي ها، جيڪڏهن ان خبر ڏيڻ ۾ هي حڪمت نه هجي ها. ف ١٤ ۽ ان جي خوف کان گناهه ڇڏي، نيڪيون وڌيڪ ڪري ۽ هر وقت توبه ڪندو رهي. ف ١٥ اي امت موسىٰ! ظاهر ۾ خطاب حضرت موسىٰ عليه السلام کي آهي ۽ مراد ان مان سندس امت آهي (مدارڪ). ف ١٦ جيڪڏهن تون ان جو چوڻ مڃين ۽ قيامت تي ايمان نه آڻين ته. ف ١٧ هن سوال جي حڪمت هيءَ آهي ته حضرت موسىٰ عليه السلام پنهنجي لٺ کي ڏسي وٺي ۽ اها ڳالهه دل ۾ ٿي وڃي ته هي لٺ آهي ته جيئن جنهن وقت اها نانگ جي شڪل ۾ اچي ته سندس خاطر مبارڪ تي ڪا پريشاني نه ٿئي يا هيءَ حڪمت آهي ته حضرت موسىٰ عليه الصلوٰة والسلام کي مانوس ڪيو وڃي ته جيئن گفتگو جي هيبت جو اثر گهٽ ٿئي (مدارڪ وغيره). ف ١٨ هن لٺ ۾ مٿئين پاسي کان ٻه شاخون هيون، ان جو نالو نبعه هو. ف ١٩ مثل توشه ۽ پاڻي کڻڻ، موذي جانورن کي دفع ڪرڻ ۽ دشمن کان جنگ ۾ ڪم وٺڻ وغيره جي. انهن فائدن جو ذڪر ڪرڻ الله تعالىٰ جي نعمتن جي شڪر جي طريقي سان هو. الله تعالىٰ، حضرت موسىٰ عليه السلام کي. ف ٢٠ قدرت الاهي ڏيکاري وئي ته جيڪا لٺ هٿ ۾ رهي ٿي ۽ ايترن ڪمن ۾ اچي ٿي، هاڻي اوچتو اها اهڙو هيبت ناڪ نانگ ٿي وئي. اهو حال ڏسي حضرت موسىٰ عليه السلام کي خوف ٿيو ته الله تعالىٰ کيس. ف ٢١ اهو فرمائيندي ئي خوف وڃي رهيو ايستائين جو پاڻ پنهنجو هٿ مبارڪ ان جي وات ۾ وجهي ڇڏيو ۽ اهو سندس هٿ لڳڻ سان ئي اڳوڻي لٺ وانگر ٿي پيو. هاڻي ان کان پوءِ هڪ معجزه عطا فرمايائين جنهن جي نسبت ارشاد فرمايائين. ف ٢٢ يعني سڄي هٿ جي ترري ڪاڇي ٻانهن کان بغل جي هيٺان ملائي ڪيڏ ته سج وانگر چمڪندو ۽ نگاهن کي مرڪندو ۽. ف ٢٣ حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته حضرت موسىٰ عليه الصلوٰة والسلام جي هٿ مبارڪ مان رات ۽ ڏينهن ۾ سج وانگر نور ظاهر ٿيندو هو ۽ اهو معجزو سندس وڏن معجزن مان آهي. جڏهن پاڻ ٻيهر پنهنجو هٿ مبارڪ بغل جي هيٺان رکي ٻانهن سان ملائيندو هو ته اهو هٿ مبارڪ اصلي حالت ۾ اچي ويندو هو. ف ٢٤ سندس نبوت جي صدق جي، لٺ کان پوءِ هن نشاني کي به وٺو. ف ٢٥ رسول ٿي ڪري. ف ٢٦ ۽ ڪفر ۾ حد کان لنگهي ويو ۽ الوهيت جي دعوىٰ ڪرڻ لڳو. ف ٢٧ ۽ ان کي رسالت جي تحمل جي لاءِ وسيع ڪري ڇڏ.

يَسِّرْ لِيْۤ اَمْرِيْ ﴿٢٦﴾ وَاحْلُلْ عُقْدَةً مِّنْ لِّسَانِيْ ﴿٢٧﴾ يَفْقَهُوْا قَوْلِيْ ﴿٢٨﴾

۽ منهنجي واسطي منهنجو ڪم سولو ڪر ۽ منهنجي زبان جي ڳنڍ کول ف٢٨ جيئن اهي منهنجي ڳالهه سمجهن

وَاجْعَلْ لِّيْ وَزِيْرًا مِّنْ اَهْلِيْ ﴿٢٩﴾ هٰرُوْنَ اَخِي ﴿٣٠﴾ اشْدُدْ بِهٖۤ اَزْرِيْ ﴿٣١﴾

۽ منهنجي واسطي منهنجي گهروارن مان هڪڙو وزير ڪر ف٢٩ - يعني منهنجو ڀاءُ هارون، ان سان منهنجي چيلهه مضبوط ڪر.

وَاَشْرِكْهُ فِيْۤ اَمْرِيْ ﴿٣٢﴾ كَيْ نُسَبِّحَكَ كَثِيْرًا ﴿٣٣﴾ وَّنَذْكُرَكَ كَثِيْرًا ﴿٣٤﴾ اِنَّكَ

۽ ان کي منهنجي ڪم ۾ شريڪ ڪر ف٣٠ جيئن اسان تنهنجي گهڻي پاڪائي بيان ڪريون. ۽ توکي گهڻو ياد ڪريون ف٣١ بيشڪ تون

كُنْتَ بِنَا بَصِيْرًا ﴿٣٥﴾ قَالَ قَدْ اُوْتِيْتَ سُؤْلَكَ يٰمُوْسٰى ﴿٣٦﴾ وَلَقَدْ مَنَنَّا

اسان کي ڏسي رهيو آهين ف٣٢. فرمايائين اي موسىٰ تنهنجا سوال توکي عطا ٿيا. ۽ بيشڪ اسان

عَلَيْكَ مَرَّةً اُخْرٰۤى ﴿٣٧﴾ اِذْ اَوْحَيْنَاۤ اِلٰۤى اُمِّكَ مَا يُوْحٰۤى ﴿٣٨﴾ اَنِ اقْذِفِيْهِ

ف٣٣ توتي هڪ ٻي ڀيري به احسان ڪيو. جڏهن اسان تنهنجي ماءُ کي الهام موڪليو جيڪو الهام ڪرڻو هو. ف٣٤ جو

فِي التَّابُوْتِ فَاقْذِفِيْهِ فِي الْيَمِّ فَلْيُلْقِهِ الْيَمُّ بِالسَّاحِلِ يَاْخُذْهُ

هن ٻار کي پيٽي ۾ رکي درياءَ ۾ ف٣٥ ڦٽي ڪري ڇڏ پوءِ درياءُ ان کي ڪناري تي ڇڏي جيئن ان کي ڪٺي منهنجو ۽

عَدُوٌّ لِّيْ وَعَدُوٌّ لَّهٗ ؕ وَاَلْقَيْتُ عَلَيْكَ مَحَبَّةً مِّنِّيْ ۚ۬ وَلِتُصْنَعَ عَلٰى

ان جو دشمن ف٣٦ ۽ مان، تو تي پنهنجي طرف جي محبت وڌي ف٣٧ ۽ هن لاءِ جو تون منهنجي نگاهه جي

عَيْنِيْ ﴿٣٩﴾ اِذْ تَمْشِيْۤ اُخْتُكَ فَتَقُوْلُ هَلْ اَدُلُّكُمْ عَلٰى مَنْ يَّكْفُلُهٗ ؕ

آڏو تيار ٿئين ف٣٨. جڏهن تنهنجي ڀيڻ هلي ف٣٩ پوءِ چيائين ڇا مان توهان کي اهو ماڻهو ٻڌايان جو هن ٻار

فَرَجَعْنٰكَ اِلٰۤى اُمِّكَ كَيْ تَقَرَّ عَيْنُهَا وَلَا تَحْزَنَ ؕ۬ وَقَتَلْتَ

کي پالي ف٤٠ پوءِ اسان توکي تنهنجي ماءُ وٽ موٽائي آندو جيئن ان جون اکيون ف٤١ ٺرن ۽ غمگين نه ٿئي ف٤٢ ۽ تو هڪ ماڻهوءَ

نَفْسًا فَنَجَّيْنٰكَ مِنَ الْغَمِّ وَفَتَنّٰكَ فُتُوْنًا ۬ فَلَبِثْتَ سِنِيْنَ فِيْۤ

کي قتل ڪيو ف٤٣ پوءِ اسان توکي غم کان ڇوٽڪارو ڏنو ۽ توکي خوب آزمايو ف٤٤ پوءِ تون ڪيترا سال

اَهْلِ مَدْيَنَ ۬ ثُمَّ جِئْتَ عَلٰى قَدَرٍ يّٰمُوْسٰى ﴿٤٠﴾ وَاصْطَنَعْتُكَ

مدين وارن ۾ رهين ف٤٥ پوءِ تون هڪ مقرر واعدي تي حاضر ٿئين اي موسىٰ ف٤٦ ۽ مون توکي خاص پنهنجي لاءِ

لِنَفْسِيْ ﴿٤١﴾ اِذْهَبْ اَنْتَ وَاَخُوْكَ بِاٰيٰتِيْ وَلَا تَنِيَا فِيْ ذِكْرِيْ ﴿٤٢﴾

بنايو ف٤٧ تون ۽ تنهنجو ڀاءُ ٻئي منهنجون نشانيون کڻي وڃو ۽ منهنجي ياد ۾ سستي نه ڪجو



ف٢٨ جيڪا ننڍپڻ ۾ ٻاهر جو ٽانڊو وات ۾ رکڻ سان پيدا ٿي هئي. ان جو واقعو هي هو ته ننڍپڻ ۾ پاڻ هڪ ڏينهن فرعون جي گود ۾ هو، پاڻ ان جي ڏاڙهي وٺي سندس مُنهن تي زور سان چماٽ هنيائين، تنهن تي ان کي ڪاوڙ لڳي ۽ ڪين قتل ڪرڻ جو ارادو ڪيو. آسيه چيو ته اي بادشاهه! هي نادان ٻار آهي، ڇا سمجهي. تون چاهين ته تجربو ڪري ڏس. ان تجربي لاءِ هڪ ٿالهي ۾ ماهه ۽ هڪ ٿالهي ۾ ياقوت سُرخ سندس سامهون پيش ڪيا ويا، پاڻ ياقوت کڻڻ گهريائين، مگر ملائڪ سندس هٿ ٽانڊن تي رکايو ۽ اهو ٽانڊو وسندس وات ۾ ڏنو جنهن سان زبان مبارڪ سڙي پئي ۽ هٿڪ پيدا ٿي پئي. ان ڪري پاڻ اها دعا گهريائين. ف٢٩ جيڪو منهنجو معاون ۽ معتمد هجي. ف٣٠ يعني نبوت جي امر ۽ رياست جي تبليغ ۾. ف٣١ نمازن ۾ ۽ نمازن کان ٻاهر به. ف٣٢ اسان جي احوال جو ڄاڻندڙ آهي. حضرت موسىٰ عليه السلام جي ان درخواست تي الله تعالىٰ. ف٣٣ اِن کان اڳ. ف٣٤ دل ۾ وجهي يا خواب جي ذريعي سان جڏهن ڪيس تنهنجي ولادت جي وقت فرعون جي طرف کان تنهنجي قتل ڪري ڇڏڻ جو انديشو ٿيو. ف٣٥ يعني نيل ۾. ف٣٦ يعني فرعون. اهڙي طرح حضرت موسىٰ عليه السلام جي والده هڪ صندوق ٺاهي ۽ ان ۾ ڪپهه وڇائي حضرت موسىٰ عليه السلام کي ان ۾ رکي صندوق بند ڪري ڇڏيائين ۽ ان جون درزون ڪاري تيل سان بند ڪري ڇڏيون. پاڻ ان صندوق جي اندر پاڻي ۾ پهتو. پوءِ ان صندوق کي نيل درياءَ ۾ لوڙهي ڇڏيو ويو. ان درياءَ مان هڪ وڏي نهر نڪري فرعون جي محل مان لنگهندي هئي. فرعون پنهنجي بيبي آسيه سان گڏ نهر جي ڪناري تي ويٺو هو. نهر ۾ صندوق ايندي ڏسي ڪري ان غلامن ۽ ٻانهين کي ان جي ڪڍڻ جو حڪم ڏنو. صندوق ڪڍي ڪين آڏو آندي وئي. صندوق کي کوليو ويو ته ان ۾ هڪ نوراني شڪل فرزند، جنهن جي پيشاني مان مرتبي ۽ بخت جا نشان ظاهر هئا، نظر آيو. ڏسڻ سان ئي فرعون جي دل ۾ اهڙي محبت پيدا ٿي جو اهو چرڪ ٿي ويو (محبت ۾) ۽ عقل ۽ حواس جاءِ تي نه رهيس. پنهنجي اختيار کان ٻاهر ٿي ويو. ان متعلق الله تعالىٰ فرمائي ٿو. ف٣٧ حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته الله تعالىٰ ڪيس محبوب بنايو ۽ خلق جو محبوب ڪري ڇڏيو ۽ جنهن کي الله تبارڪ وتعالىٰ پنهنجي محبوبيت سان نوازي ٿو. دلين ۾ ان جي محبت پيدا ٿي وڃي ٿي. جيئن حديث شريف ۾ وارد ٿيو. اهو ئي حال حضرت موسىٰ عليه السلام جو هو، جيڪو ڪيس ڏسندو هو، انهي جي دل ۾ سندس محبت پيدا ٿي ويندي هئي. قتاده چيو ته حضرت موسىٰ عليه السلام جي اکين ۾ اهڙي خوبصورتي هئي، جنهن کي ڏسي ڪري هر ڏسڻ واري جي دل ۾ محبت جوش مارڻ لڳندي هئي. ف٣٨ يعني منهنجي حفاظت ۽ نگهباني ۾ پرورش لهين. ف٣٩ جنهن جو نالو مريم هو ته جيئن تنهنجي حال جو تجسس ڪري ۽ معلوم ڪري ته صندوق ڪٿي پهتي. تون ڪنهن جي هٿ آئين. جڏهن ان ڏٺو ته صندوق فرعون وٽ پهتي ۽ اتي کير پيارڻ لاءِ دايون حاضر ڪيون ويون ۽ تون ڪنهن جي ڇاتي کي وات نه هنيو ته پوءِ تنهنجي ڀيڻ. ف٤٠ انهن ماڻهن ان کي منظور ڪيو، اها پنهنجي والده کي وٺي ويئي. پاڻ ان جو کير قبول فرمايائين. ف٤١ تنهنجي ديدار سان. ف٤٢ يعني جُدائي جو غم ختم ٿئي، هن کان پوءِ حضرت موسىٰ عليه السلام جي هڪ ٻي واقعي جو ذڪر فرمايو وڃي ٿو. ف٤٣ حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته حضرت موسىٰ عليه السلام فرعون جي قوم جي هڪ ڪافر کي ماريو هو، سو مري ويو. چيو ويو آهي ته ان وقت سندس عمر شريف ٻارهن سال هئي. ان واقعي تي ڪيس فرعون جي طرفان انديشو ٿيو. ف٤٤ محنتن ۾ وجهي ڪري ۽ انهن کان ڇوٽڪارو عطا فرمائي ڪري. ف٤٥ مَدين هڪ شهر آهي مصر کان اٺن منزلن جي مفاصلي تي، جتي حضرت شعيب عليه السلام رهندو هو. حضرت موسىٰ عليه السلام مصر کان مَدين آيو ۽ ڪيترا سال حضرت شعيب عليه السلام وٽ رهيو ۽ ان جي صاحبزادي صفورا سان سندس نڪاح ٿيو. ف٤٦ يعني پنهنجي عمر جي چاليهين سال ۽ هي اهو سن آهي جنهن سن ۾ نبين سڳورن جي طرف وحي ڪيو وڃي ٿو. ف٤٧ پنهنجي وحي ۽ رسالت جي لاءِ ته جيئن تون منهنجي ارادي ۽ منهنجي محبت تي تصرف ڪرين ۽ منهنجي حجت تي قائم رهين ۽ منهنجي خلق جي وچ ۾ خطاب پهچائڻ وارو ٿئين. ف٤٨ يعني معجزا.

اِذْهَبَآ اِلٰى فِرْعَوْنَ اِنَّهٗ طَغٰى ﴿٤٣﴾ فَقُوْلَا لَهٗ قَوْلًا لَّيِّنًا لَّعَلَّهٗ يَتَذَكَّرُ

ٻئي فرعون وٽ وڃو بيشڪ ان سرڪشي ڪئي. پوءِ ان سان نرمي سان ڳالهائجو ف٤٩ هن اميد تي ته اهو ڌيان ڪري

اَوْ يَخْشٰى ﴿٤٤﴾ قَالَا رَبَّنَآ اِنَّنَا نَخَافُ اَنْ يَّفْرُطَ عَلَيْنَآ اَوْ اَنْ يَّطْغٰى ﴿٤٥﴾ قَالَ

يا ڪجهه ڊڄي ف٥٠. ٻنهي عرض ڪيو اي اسان جا رب بيشڪ اسان ڊڄون ٿا متان اهو اسان تي زيادتي ڪري يا شرارت سان پيش اچي. فرمايائين

لَا تَخَافَآ اِنَّنِيْ مَعَكُمَآ اَسْمَعُ وَاَرٰى ﴿٤٦﴾ فَاْتِيٰهُ فَقُوْلَآ اِنَّا رَسُوْلَا رَبِّكَ

ڊڄو نه مان توهان سان گڏ آهيان ف٥١ ٻڌان ٿو ۽ ڏسان ٿو ف٥٢ پوءِ ان وٽ وڃو ۽ ان کي چئو ته اسان تنهنجي رب جا موڪليل آهيون

فَاَرْسِلْ مَعَنَا بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ ۙ وَلَا تُعَذِّبْهُمْ ۭ قَدْ جِئْنٰكَ بِاٰيَةٍ مِّنْ

پوءِ يعقوب جي اولاد کي اسان سان گڏ ڇڏي ڏي ف٥٣ ۽ انهن کي تڪليف نه ڏي ف٥٤ بيشڪ اسان تنهنجي رب جي طرف

رَّبِّكَ ۭ وَالسَّلٰمُ عَلٰي مَنِ اتَّبَعَ الْهُدٰى ﴿٤٧﴾ اِنَّا قَدْ اُوْحِيَ اِلَيْنَآ اَنَّ

کان نشاني آندي آهي ف٥٥ ۽ سلامتي ان تي جنهن هدايت جي پيروي ڪئي ف٥٦. بيشڪ اسان جي طرف وحي موڪليو ويو آهي

الْعَذَابَ عَلٰي مَنْ كَذَّبَ وَتَوَلّٰى ﴿٤٨﴾ قَالَ فَمَنْ رَّبُّكُمَا يٰمُوْسٰى ﴿٤٩﴾

عذاب ان تي آهي جيڪو ڪوڙ وجهي ف٥٧ ۽ منهن ڦيري ف٥٨. چيائين پوءِ توهان ٻنهي جو خدا ڪير آهي اي موسىٰ.

قَالَ رَبُّنَا الَّذِيْٓ اَعْطٰي كُلَّ شَيْءٍ خَلْقَهٗ ثُمَّ هَدٰى ﴿٥٠﴾ قَالَ فَمَا

چيائين اسان جو رب اهو آهي جنهن هر شيءِ کي ان جي لائق صورت ڏني ف٥٩ پوءِ واٽ ڏيکاريائين ف٦٠. چيائين ف٦١ اڳين

بَالُ الْقُرُوْنِ الْاُوْلٰى ﴿٥١﴾ قَالَ عِلْمُهَا عِنْدَ رَبِّيْ فِيْ كِتٰبٍ ۚ لَا يَضِلُّ

امتن جو ڪهڙو حال آهي ف٦٢. چيائين ان جو علم منهنجي رب وٽ هڪ ڪتاب ۾ آهي ف٦٣ منهنجو رب نه ٿو ٿيڪي

رَبِّيْ وَلَا يَنْسَى ﴿٥٢﴾ الَّذِيْ جَعَلَ لَكُمُ الْاَرْضَ مَهْدًا وَّسَلَكَ لَكُمْ فِيْهَا

۽ نه وساري. اهو جنهن توهان جي واسطي زمين کي فرش بڻايو ۽ توهان جي واسطي ان ۾ جاري رستا

سُبُلًا وَّاَنْزَلَ مِنَ السَّمَآءِ مَآءً ۭ فَاَخْرَجْنَا بِهٖٓ اَزْوَاجًا مِّنْ نَّبَاتٍ

رکيائين ۽ آسمان مان پاڻي لاٿائين ف٦٤ پوءِ اسان ان سان قسمين قسمين ساوڪ جا جوڙا پيدا ڪيا.

شَتّٰى ﴿٥٣﴾ كُلُوْا وَارْعَوْا اَنْعَامَكُمْ ۭ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّاُولِي النُّهٰى ﴿٥٤﴾

ف٦٥ توهان کائو ۽ پنهنجي جانورن کي چاريو ف٦٦ بيشڪ ان ۾ نشانيون آهن عقل وارن جي واسطي

مِنْهَا خَلَقْنٰكُمْ وَفِيْهَا نُعِيْدُكُمْ وَمِنْهَا نُخْرِجُكُمْ تَارَةً اُخْرٰى ﴿٥٥﴾

اسان زمين مان ئي توهان کي پيدا ڪيو ف٦٧ ۽ انهي ۾ ئي توهان کي موٽائينداسين ف٦٨ ۽ انهي مان توهان کي ٻيهر ڪڍنداسين



ف٤٩ يعني ان کي نرمي سان نصيحت فرمائجو ۽ نرمي جو حڪم هن ڪري هو ته ان ننڍپڻ ۾ سندس خدمت ڪئي هئي ۽ ڪن مفسرن فرمايو ته نرمي مان مراد هي آهي ته تون ان سان واعدو ڪرين ته جيڪڏهن اهو ايمان قبول ڪندو ته سڄي عمر جوان رهندو، ڪڏهن پوڙهو نه ٿيندو ۽ مرڻ گهڙي تائين ان جي بادشاهي باقي رهندي ۽ کائڻ پيئڻ ۽ نڪاح جون لذتون مرڻ دم تائين باقي رهنديون ۽ موت کان پوءِ جنت ۾ داخل ٿيڻ حاصل ٿيندو. جڏهن حضرت موسىٰ عليه السلام فرعون سان اهي واعدا ڪيا، ان کي ڳالهه گهڻي پسند آئي، پر اهو ڪنهن ڪم تي هامان جي مشوري کان سواءِ قطعي فيصلو نه ڪندو هو. هامان موجود نه هو. جڏهن اهو آيو ته فرعون ان کي خبر ڏني ۽ ڪيس چيو ته مان چاهيان ٿو ته حضرت موسىٰ عليه السلام جي هدايت تي عمل ڪريان ۽ ايمان قبول ڪري وٺان. هامان چيو، مان ته توکي عاقل ۽ دانا سمجهندو هوس، تون رب آهين، ٻانهو ٿيڻ چاهين ٿو. تون معبود آهين، عابد بڻجڻ جي خواهش ڪرين ٿو. فرعون چيو، تو ٺيڪ چيو ۽ حضرت هارون عليه السلام مصر ۾ هو. الله تعالىٰ حضرت موسىٰ عليه السلام کي حڪم فرمايو ته اهو حضرت هارون وٽ اچي ۽ حضرت هارون عليه السلام کي وحي ڪيائين ته حضرت موسىٰ عليه السلام سان ملي. اهڙيءَ طرح اهو هڪ منزل هلي ساڻس مليو ۽ جيڪو ڪيس وحي ٿيو هو تنهن جو حضرت موسىٰ کي اطلاع ڏنائين. ف٥٠ يعني تنهنجي تعليم ۽ نصيحت هن اميد سان هئڻ گهرجي ته جيئن تنهنجي لاءِ اجر ۽ ان تي حجت جو الزام ۽ عذر ختم ٿي وڃي ۽ حقيقت ۾ ٿيڻو ته اهو ئي آهي جيڪو تقديرِ الاهي آهي. ف٥١ پنهنجي مدد سان. ف٥٢ ان جي قول ۽ فعل کي. ف٥٣ ۽ انهن کي بندگيءَ ۽ قيد کان آزاد ڪري ڇڏ. ف٥٤ محنت ۽ مشقت جا سخت ڪم وٺي ڪري. ف٥٥ يعني معجزا جيڪي اسان جي صدق جا دليل آهن. فرعون چيو اهي ڇا آهن؟ پوءِ پاڻ روشن هٿ جو معجزو ڏيکاريائين. ف٥٦ يعني ٻنهي جهانن ۾ سلامتي آهي ان جي لاءِ، اهو عذاب کان محفوظ رهندو. ف٥٧ اسان جي نبوت کي ۽ انهن احڪامن کي، جيڪي اسان آندا آهن. ف٥٨ اسان جي هدايت کان. حضرت موسىٰ ۽ حضرت هارون عليهما السلام فرعون کي اهو پيغام پهچايو ته ان. ف٥٩ هٿ کي ان جي لائق اهڙو جو ڪنهن شيءِ کي پڪڙي سگهي. پيرن کي ان جي قابل، جو هلي سگهن، زبان کي ان جي مناسب جو ڳالهائي سگهي، اک کي ان جي موافق، جو ڏسي سگهي ۽ ڪن کي اهڙو جو ٻڌي سگهي. ف٦٠ ۽ ان جي معرفت ڏنائين ته دنيا جي زندگيءَ ۽ آخرت جي نيڪ بختيءَ جي لاءِ الله تعالىٰ جي عطا ڪيل نعمتن کي ڪهڙي طرح ڪم ۾ آندو وڃي. ف٦١ فرعون. ف٦٢ يعني جيڪي امتون گذري چڪيون آهن مثل قوم نوح عاد ۽ ثمود جي، جيڪي بتن کي پوڄيندا هئا ۽ مرڻ کان پوءِ زنده ٿيڻ جا منڪر هئا، ان تي حضرت موسىٰ عليه السلام. ف٦٣ يعني لوح محفوظ ۾ انهن جو سمورو احوال لکيل آهي. قيامت جي ڏينهن انهن کي سندن عملن تي جزا ڏني ويندي. ف٦٤ حضرت موسىٰ عليه السلام جو ڪلام ته هتي پورو ٿيو. هاڻي الله تعالىٰ مڪي وارن کي خطاب ڪري ان جي تتميم فرمائي ٿو. ف٦٥ يعني قسم قسم جون سبزيون مختلف رنگن، خوشبوئن ۽ شڪلين جون ڪن ماڻهن جي لاءِ ۽ ڪن جانورن جي لاءِ. ف٦٦ هي حڪم اباحت ۽ نعمت ياد ڏيارڻ جي لاءِ آهي يعني اسان هي ساوڪ ڪڍيون سي توهان جي لاءِ انهن جو کائڻ ۽ پنهنجن جانورن کي چارڻ مباح ڪري. ف٦٧ توهان جي وڏي ڏاڏي حضرت آدم عليه السلام کي ان مان پيدا ڪري. ف٦٨ توهان جي موت ۽ دفن جي وقت. ف٦٩ قيامت جي ڏينهن.

وَلَقَدْ اَرَيْنٰهُ اٰيٰتِنَا كُلَّهَا فَكَذَّبَ وَاَبٰى ﴿٥٦﴾ قَالَ اَجِئْتَنَا لِتُخْرِجَنَا

۽ بيشڪ اسان ان کي پنهنجون سڀئي نشانيون ڏيکاريون پوءِ ان ڪوڙو سمجهيو ۽ نه مڃيائين ڇيائين ته اي موسىٰ ڇا تون اسان وٽ انهي لاءِ آيو آهين ته اسان کي پنهنجي جادو

مِنْ اَرْضِنَا بِسِحْرِكَ يٰمُوْسٰى ﴿٥٧﴾ فَلَنَاْتِيَنَّكَ بِسِحْرٍ مِّثْلِهٖ فَاجْعَلْ

جي سبب اسان جي زمين مان ڪڍي ڇڏين اي موسىٰ ف۴۳. پوءِ ضرور اسان به تنهنجي آڏو اهڙو ئي جادو آڻينداسين ف۴۴ پوءِ اسان ۾

بَيْنَنَا وَبَيْنَكَ مَوْعِدًا لَّا نُخْلِفُهٗ نَحْنُ وَلَآ اَنْتَ مَكَانًا سُوًى ﴿٥٨﴾

پنهنجي وچ ۾ هڪ واعدو مقرر ڪر جنهن کان نه اسان ڦرون نه تون برابر جاءِ هجي.

قَالَ مَوْعِدُكُمْ يَوْمُ الزِّيْنَةِ وَاَنْ يُّحْشَرَ النَّاسُ ضُحًى ﴿٥٩﴾ فَتَوَلّٰى

موسىٰ چيو توهان جو واعدو ميلي جو ڏينهن آهي ف۴۵ ۽ هي ته ماڻهو ڏينهن چڙهي گڏ ڪيا وڃن ف۴۶. پوءِ فرعون موٽيو

فِرْعَوْنُ فَجَمَعَ كَيْدَهٗ ثُمَّ اَتٰى ﴿٦٠﴾ قَالَ لَهُمْ مُّوْسٰى وَيْلَكُمْ لَا تَفْتَرُوْا

۽ پنهنجي سازش گڏ ڪيائين ف۴۷ پوءِ آيو ف۴۸. انهن کي موسىٰ چيو توهان جي واسطي ويل هجي الله تي ڪوڙ

عَلَى اللّٰهِ كَذِبًا فَيُسْحِتَكُمْ بِعَذَابٍ ۚ وَقَدْ خَابَ مَنِ افْتَرٰى ﴿٦١﴾

نه ٻڌو ف۴۹ جو اهو توهان کي عذاب سان هلاڪ ڪري ڇڏي ۽ بيشڪ نامراد رهيو اهو جنهن ڪوڙ ٻڌو ف۵۰

فَتَنَازَعُوْٓا اَمْرَهُمْ بَيْنَهُمْ وَاَسَرُّوا النَّجْوٰى ﴿٦٢﴾ قَالُوْٓا اِنْ هٰذٰنِ لَسٰحِرٰنِ

پوءِ پنهنجي معاملي ۾ هڪ ٻئي ۾ اختلاف ڪيائون ف۵۱ ۽ لڪي ڪري صلاح ڪيائون. چيائون بيشڪ هي ٻئي ف۵۲

يُرِيْدٰنِ اَنْ يُّخْرِجٰكُمْ مِّنْ اَرْضِكُمْ بِسِحْرِهِمَا وَيَذْهَبَا بِطَرِيْقَتِكُمُ

ضرور جادوگر آهن گهرن ٿا ته توهان کي توهان جي زمين مان پنهنجي جادو جي زور سان ڪڍي ڇڏن ۽ توهان جو چڱو طريقو ڪڍي

الْمُثْلٰى ﴿٦٣﴾ فَاَجْمِعُوْا كَيْدَكُمْ ثُمَّ ائْتُوْا صَفًّا ۚ وَقَدْ اَفْلَحَ الْيَوْمَ مَنِ

وڃن. پوءِ پنهنجي سازش پڪي ڪري وٺو پوءِ صف ٻڌي اچو ۽ اڄ ڪامياب ٿيو اهو جيڪو

اسْتَعْلٰى ﴿٦٤﴾ قَالُوْا يٰمُوْسٰٓى اِمَّآ اَنْ تُلْقِيَ وَاِمَّآ اَنْ نَّكُوْنَ اَوَّلَ

غالب رهيو. چيائون ف۵۳ اي موسىٰ يا ته تون ڦٽي ڪر ف۵۴ يا اسان پهريائين

مَنْ اَلْقٰى ﴿٦٥﴾ قَالَ بَلْ اَلْقُوْا ۚ فَاِذَا حِبَالُهُمْ وَعِصِيُّهُمْ يُخَيَّلُ

ڦٽي ڪريون ف۵۵. موسىٰ چيو بلڪ توهان ڦٽي ڪريو ف۵۶ تڏهن انهن جون رسيون ۽ لٺيون سندن جادو جي زور سان

اِلَيْهِ مِنْ سِحْرِهِمْ اَنَّهَا تَسْعٰى ﴿٦٦﴾ فَاَوْجَسَ فِيْ نَفْسِهٖ خِيْفَةً مُّوْسٰى ﴿٦٧﴾

ان جي خيال ۾ ڊوڙنديون معلوم ٿيون ف۵۷. پوءِ پنهنجي دل ۾ موسىٰ خوف محسوس ڪيو.

ف۴۱ يعني فرعون کي. ف۴۲ يعني سمورين نون آيتن جيڪي حضرت موسىٰ عليه السلام کي عطا فرمايون هيون. ف۴۳ ۽ انهن آيتن کي جادو ٻڌايائين ۽ حق کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيائين ۽. ف۴۳ يعني اسان کي مصر مان ڪڍي خود ان تي قبضو ڪرين ۽ بادشاهه ٿي وڃين. ف۴۴ جادو ۾ اسان جو، توهان جو مقابلو ٿيندو. ف۴۵ هن ميلي مان فرعونين جو ميلو مراد آهي جيڪو انهن جي عيد هو ۽ ان ۾ اهي سينگار ڪري گڏ ٿيندا هئا. حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته اهو ڏينهن عاشورا يعني ڏهين محرم جو هو ۽ ان سال اها تاريخ ڇنڇر جو واقع ٿي هئي. ان ڏينهن کي حضرت موسىٰ عليه السلام هن ڪري معين فرمايو ته اهو ڏينهن انهن جي ڏاڍي خوشي جو هو ۽ ان کي مقرر ڪرڻ پنهنجي ڪمال قوت جو اظهار آهي. هن ۾ هيءَ به حڪمت هئي ته حق جي ظهور ۽ باطل جي رسوائي جي لاءِ اهڙو ئي وقت مناسب آهي جڏهن ته اوسي پاسي جا سمورا ماڻهو گڏ ٿين. ف۴۶ ته جيئن خوب روشني پکڙجي وڃي ۽ ڏسڻ وارا اطمينان سان ڏسي سگهن ۽ هر شيءِ صاف صاف نظر اچي. ف۴۷ جادوگرن جو گهڻو تعداد گڏ ڪيائين. ف۴۸ واعدي جي ڏينهن انهن سڀني کي وٺي ڪري. ف۴۹ ڪنهن کي ان جو شريڪ ڪري. ف۵۰ الله تعالىٰ تي. ف۵۱ يعني جادوگر حضرت موسىٰ عليه السلام جو اهو ڪلام ٻڌي ڪري پاڻ ۾ مختلف ٿي ويا. ڪي چوڻ لڳا ته هي به اسان وانگر جادوگر آهي. ڪن چيو ته هي ڳالهيون جادوگرن جون ئي نه آهن. اهو الله تي ڪوڙ هڻڻ کان منع ڪري ٿو. ف۵۲ يعني حضرت موسىٰ ۽ حضرت هارون. ف۵۳ جادوگرن. ف۵۴ پهريائين پنهنجي لٺ. ف۵۵ پنهنجو سامان، شروعات ڪرڻ جادوگرن ادبًا حضرت موسىٰ عليه السلام جي راءِ مبارڪ تي ڇڏي ۽ ان جي برڪت سان آخرڪار الله تعالىٰ انهن کي ايمان جي دولت سان مشرف فرمايو. ف۵۶ هي حضرت موسىٰ عليه السلام هن ڪري فرمايو ته جيڪي ڪجهه جادو جا مڪر آهن، پهريائين اهي سڀ ظاهر ڪري وٺن، ان کان پوءِ پاڻ معجزو ڏيکاري ۽ حق باطل کي مٽائي ۽ جادو جي معجزي کي باطل ڪري. پوءِ ڏسڻ وارن کي بصيرت ۽ عبرت حاصل ٿئي. اهڙيءَ طرح جادوگرن لٺيون رسيون وغيره جيڪو سامان آندو هو، سڀ اڇلايو ۽ ماڻهن جي نظربندي ڪري ڇڏي. ف۵۷ حضرت موسىٰ عليه السلام ڏٺو ته زمين نانگن سان ڀري پيئي آهي ۽ ميلن جي ميدان ۾ نانگ ئي نانگ ڊوڙي رهيا آهن ۽ ڏسڻ وارا ان باطل نظربندي سان مسحور ٿي ويا. ڪٿي ائين نه ٿئي جو ڪن معجزن ڏسڻ کان اڳ ئي ان جا عاشق ٿي وڃن ۽ معجزو نه ڏسن.

قُلْنَا لَا تَخَفْ اِنَّكَ اَنْتَ الْاَعْلٰى ﴿٦٨﴾ وَاَلْقِ مَا فِيْ يَمِيْنِكَ تَلْقَفْ مَا

اسان فرمايو ڊڄ نه بيشڪ تون ئي غالب آهين ۽ تون ڦٽي ڪر جيڪي تنهنجي سڄي هٿ ۾ آهي ف٨٩ ته اهو ڳيهي ويندو

صَنَعُوْا ؕ اِنَّمَا صَنَعُوْا كَيْدُ سٰحِرٍ ؕ وَلَا يُفْلِحُ السّٰحِرُ حَيْثُ اَتٰى ﴿٦٩﴾

انهن جي بناوتن کي اهي جيڪي ٺاهي آيا آهن اها ته جادوگر جي ٺڳي آهي ۽ جادوگر ڪامياب نه ٿيندو آ ڪٿي به اچي ف٨٩.

فَاُلْقِيَ السَّحَرَةُ سُجَّدًا قَالُوْٓا اٰمَنَّا بِرَبِّ هٰرُوْنَ وَمُوْسٰى ﴿٧٠﴾ قَالَ اٰمَنْتُمْ

پوءِ سمورا جادوگر سجدي ۾ ڪيرايا ويا چوڻ لڳا اسان ايمان آندو هارون ۽ موسىٰ جي رب تي ف٩٠. فرعون چيو

لَهٗ قَبْلَ اَنْ اٰذَنَ لَكُمْ ؕ اِنَّهٗ لَكَبِيْرُكُمُ الَّذِيْ عَلَّمَكُمُ السِّحْرَ ۚ

ڇا توهان ان تي ايمان آندو ان کان اڳي جو مون توهان کي اجازت ڏيان بيشڪ اهو توهان جو وڏو آهي جنهن توهان سڀني کي جادو سيکاريو ف٩١

فَلَاُقَطِّعَنَّ اَيْدِيَكُمْ وَاَرْجُلَكُمْ مِّنْ خِلَافٍ وَّلَاُوصَلِّبَنَّكُمْ فِيْ

پوءِ مون کي قسم ضرور مان توهان جي هڪ طرف جو هٿ ۽ ٻئي طرف جو پير ڪپيندس ف٩٢ ۽ توهان کي کجيءَ جي ٿڙن

جُذُوْعِ النَّخْلِ ۫ وَلَتَعْلَمُنَّ اَيُّنَآ اَشَدُّ عَذَابًا وَّاَبْقٰى ﴿٧١﴾ قَالُوْا لَنْ

تي ڦاهي چاڙهيندس ۽ ضرور توهان کي معلوم ٿي ويندو ته اسان مان ڪنهن جو عذاب سخت ۽ ديرپا آهي ف٩٣. چيائون اسان هرگز توکي ترجيح

نُّؤْثِرَكَ عَلٰى مَا جَآءَنَا مِنَ الْبَيِّنٰتِ وَالَّذِيْ فَطَرَنَا فَاقْضِ مَآ

نه ڏينداسين انهن روشن دليلن تي جيڪي اسان وٽ آيا ف٩٤ ۽ ان تي جنهن اسان کي پيدا ڪيو. جو قسم تون ڪري ڇڏ جيڪي تو کي

اَنْتَ قَاضٍ ؕ اِنَّمَا تَقْضِيْ هٰذِهِ الْحَيٰوةَ الدُّنْيَا ﴿٧٢﴾ اِنَّآ اٰمَنَّا بِرَبِّنَا لِيَغْفِرَ لَنَا

ڪرڻو آهي ف٩٥ تون هن دنيا جي زندگي ۾ ئي ته ڪندين ف٩٦. بيشڪ اسان پنهنجي رب تي ايمان آندو ته جيئن اهو اسان جون خطائون

خَطٰيٰنَا وَمَآ اَكْرَهْتَنَا عَلَيْهِ مِنَ السِّحْرِ ؕ وَاللّٰهُ خَيْرٌ وَّاَبْقٰى ﴿٧٣﴾ اِنَّهٗ

بخشي ۽ اهو جادو جنهن تي تو اسان کي مجبور ڪيو ف٩٧ ۽ الله بهتر آهي ف٩٨ سڀ کان ۽ ڏيک باقي رهندڙ ف٩٩. بيشڪ

مَنْ يَّاْتِ رَبَّهٗ مُجْرِمًا فَاِنَّ لَهٗ جَهَنَّمَ ؕ لَا يَمُوْتُ فِيْهَا وَلَا يَحْيٰى ﴿٧٤﴾

جيڪو پنهنجي رب جي درگاهه ۾ مجرم ف١٠٠ ٿي ڪري اچي ته ضرور ان جي لاءِ جهنم آهي جنهن ۾ نه مري ف١٠١ نه جيئي ف١٠٢.

وَمَنْ يَّاْتِهٖ مُؤْمِنًا قَدْ عَمِلَ الصّٰلِحٰتِ فَاُولٰٓئِكَ لَهُمُ الدَّرَجٰتُ

۽ جيڪو ان جي درگاهه ۾ ايمان سان اچي جو چڱا ڪم ڪيا هجنس ف١٠٣ ته انهن جا درجا

الْعُلٰى ﴿٧٥﴾ جَنّٰتُ عَدْنٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ؕ

اُچا آهن. رهڻ جا باغ جن جي هيٺان نهرون وهن ٿيون، هميشه ان ۾ رهن



ف٨٨ يعني پنهنجي لٺ.

ف٨٩ پوءِ حضرت موسىٰ عليه السلام پنهنجي لٺ اڇلائي، اها جادوگرن جي سڀني بلائن ۽ نانگن کي ڳيهي وئي. ماڻهو ان جي خوف کان گهبرائجي ويا. حضرت موسىٰ عليه الصلوٰة والتسليمات ان کي پنهنجي هٿ مبارڪ ۾ کنيو ته اڳين لٺ وانگر ٿي وئي. اهو حال ڏسي ڪري جادوگرن کي يقين ٿيو ته اهو معجزو آهي، جنهن سان جادو مقابلو نه ٿو ڪري سگهي ۽ جادو جي فريبڪاري ان جي اڳيان قائم نه ٿي رهي سگهي.

ف٩٠ سبحان الله! ڪهڙو عجيب حال هو. جن ماڻهن اڃا ڪفر ۽ انڪار جي لاءِ رسيون ۽ لٺيون اڇلايون هيون، تن معجزو ڏسي شڪر ۽ سجدي جي لاءِ مٿا جهڪايا ۽ ڪنڌ نوايا. نقل ٿيل آهي ته ان سجدي ۾ انهن کي جنت ۽ دوزخ ڏيکاريو ويو ۽ انهن جنت ۾ پنهنجون منزلون ڏسي ورتيون.

ف٩١ يعني جادو ۾ اهو استاد ڪامل ۽ توهان سڀني کان برگزيده آهي (معاذ الله).

ف٩٢ يعني سڄو هٿ کٻو پير.

ف٩٣ هن مان فرعون ملعون جي مراد هئي ته سندس عذاب وڌيڪ سخت آهي يا رب العالمين جو. فرعون جو اهو متڪبرانه ڪلمو ٻڌي ڪري انهن جادوگرن

ف٩٤ يد بيضا ۽ عصاءِ موسىٰ. ڪن مفسرن چيو آهي ته انهن جو استدلال هي هو ته جيڪڏهن تون حضرت موسىٰ عليه السلام جي معجزي کي به جادو چوين ٿو ته پوءِ ٻڌاءِ ته اهي رسيون ۽ لٺيون ڪاڏي ويون. ڪي مفسر چون ٿا ته بينات مان مراد جنت ۽ ان ۾ پنهنجن منزلن جو ڏسڻ آهي.

ف٩٥ اسان کي ان جي ڪا پرواهه نه آهي.

ف٩٦ اڳتي ته تنهنجي ڪا مجال نه آهي ۽ دنيا زائل ۽ هتان جي هر شيءِ فنا ٿيڻ واري آهي. تون مهربان به هجين، پوءِ به تون هميشگي نه ٿو ڏيئي سگهين. پوءِ دنيا جي زندگي ۽ ان جي راحتن جي زوال جو ڪهڙو غم خصوصًا ان کي جيڪو ڄاڻي ٿو ته آخرت ۾ دنيا جي عملن جي جزا ملندي.

ف٩٧ حضرت موسىٰ عليه السلام جي مقابلي ۾. ڪن مفسرن فرمايو ته فرعون جڏهن جادوگرن کي حضرت موسىٰ عليه السلام جي مقابلي جي لاءِ سڏايو هو، تڏهن جادوگرن فرعون کي چيو هو ته اسان حضرت موسىٰ عليه السلام کي سُتل ڏسڻ چاهيون ٿا، اهڙي طرح ان جي ڪوشش ڪئي وئي ۽ انهن کي اهڙو موقعو پهچايو ويو. انهن ڏٺو ته سگهرو خواب ۾ آهي ۽ لٺ شريف سندس پهرو ڏيئي رهي آهي. اهو ڏسي ڪري جادوگرن فرعون کي چيو ته موسىٰ جادوگر نه آهي، ڇو ته جادوگر جڏهن سمهي ٿو ته ان وقت سندس جادو ڪم نه ٿو ڪري مگر فرعون انهن کي جادو ڪرڻ تي مجبور ڪيو. ان جي مغفرت جا اهي الله تعالىٰ کان طالب ۽ اميدوار آهن. ف٩٨ فرمانبردارن کي ثواب ڏيڻ ۾. ف٩٩ نافرمانن تي عذاب ڪرڻ جي لحاظ سان. ف١٠٠ يعني ڪافر مثل فرعون جي. ف١٠١ نه مري ئي ان کان ڇٽي سگهي. ف١٠٢ اهڙو جيئڻ، جنهن مان ڪجهه نفعو حاصل ڪري سگهي. ف١٠٣ يعني جن جو ايمان تي خاتمو ٿيو هجي ۽ انهن پنهنجي زندگي ۾ چڱا عمل ڪيا هجن، فرض ۽ نفل ادا ڪيا هجن.

ع ٢١ / ١٢

وَذٰلِكَ جَزٰٓؤُا مَنْ تَزَكّٰی ﴿٧٦﴾ وَلَقَدْ اَوْحَيْنَآ اِلٰی مُوْسٰٓی ۙ اَنْ اَسْرِ

۽ هي انعام آهي ان جو جيڪو پاڪ ٿيو ف١٠٤ ۽ بيشڪ اسان موسىٰ ڏي وحي موڪليو ف١٠٥ جو راتوں رات منهنجي

بِعِبَادِیْ فَاضْرِبْ لَهُمْ طَرِيْقًا فِی الْبَحْرِ يَبَسًا ۙ لَّا تَخٰفُ دَرَكًا

ٻانهن کي وٺي هل ف١٠٦ ۽ انهن جي واسطي درياء ۾ رستو ڪٻ سڪو ف١٠٧ توکي خوف نه هجي فرعون جي پهچڻ جو

وَّلَا تَخْشٰی ﴿٧٧﴾ فَاَتْبَعَهُمْ فِرْعَوْنُ بِجُنُوْدِهٖ فَغَشِيَهُمْ مِّنَ الْيَمِّ

۽ نه خطرو ف١٠٨. پوءِ انهن جي پٺيان فرعون هليو پنهنجا لشڪر وٺي ف١٠٩ پوءِ انهن کي درياء ڍڪي ورتو

مَا غَشِيَهُمْ ﴿٧٨﴾ وَاَضَلَّ فِرْعَوْنُ قَوْمَهٗ وَمَا هَدٰی ﴿٧٩﴾ يٰبَنِیْٓ

جيئن ڍڪيائين ف١١٠. ۽ فرعون پنهنجي قوم کي گمراه ڪيو ۽ واٽ نه ڏيکاريائين ف١١١. اي بني

اِسْرَآءِيْلَ قَدْ اَنْجَيْنٰكُمْ مِّنْ عَدُوِّكُمْ وَوٰعَدْنٰكُمْ جَانِبَ الطُّوْرِ

اسرائيل بيشڪ اسان توهان کي توهان جي دشمن ف١١٢ کان ڇوٽڪارو ڏنو ۽ توهان کي طور جي سڄي طرف

الْاَيْمَنَ وَنَزَّلْنَا عَلَيْكُمُ الْمَنَّ وَالسَّلْوٰی ﴿٨٠﴾ كُلُوْا مِنْ طَيِّبٰتِ

جو واعدو ڏنو ف١١٣ ۽ توهان تي مَن ۽ سلوىٰ لاٿو ف١١٤. کائو جيڪي پاڪ شيون اسان توهان کي

مَا رَزَقْنٰكُمْ وَلَا تَطْغَوْا فِيْهِ فَيَحِلَّ عَلَيْكُمْ غَضَبِیْ ۚ وَمَنْ يَّحْلِلْ

روزي ۾ ڏنيون ۽ ان ۾ زيادتي نه ڪريو ف١١٥ جو توهان تي منهنجو غضب لهي ۽ جنهن

عَلَيْهِ غَضَبِیْ فَقَدْ هَوٰی ﴿٨١﴾ وَاِنِّیْ لَغَفَّارٌ لِّمَنْ تَابَ وَاٰمَنَ وَ

تي منهنجي ڪاوڙ لٿي پوءِ بيشڪ اهو ڪِري پيو ف١١٦ ۽ بيشڪ مان ته ڏاڍو بخشيندڙ آهيان ان کي جنهن توبه ڪئي

عَمِلَ صَالِحًا ثُمَّ اهْتَدٰی ﴿٨٢﴾ وَمَآ اَعْجَلَكَ عَنْ قَوْمِكَ يٰمُوْسٰی ﴿٨٣﴾

ف١١٧ ۽ ايمان آندائين ۽ چڱا ڪم ڪيائين پوءِ هدايت تي رهيو ف١١٨ ۽ تو پنهنجي قوم کان ڇو جلدي ڪئي

قَالَ هُمْ اُولَآءِ عَلٰٓی اَثَرِیْ وَعَجِلْتُ اِلَيْكَ رَبِّ لِتَرْضٰی ﴿٨٤﴾

اي موسىٰ ف١١٩. عرض ڪيائين اُهي هي منهنجي پٺيان آهن ۽ اي منهنجا رب تنهنجي طرف جلدي هن ڪري حاضر ٿيس جيئن تون راضي ٿئين ف١٢٠

قَالَ فَاِنَّا قَدْ فَتَنَّا قَوْمَكَ مِنْ بَعْدِكَ وَاَضَلَّهُمُ السَّامِرِیُّ ﴿٨٥﴾

فرمايائين اسان تنهنجي اچڻ کان پوءِ تنهنجي قوم کي ف١٢١ مصيبت ۾ وڌو آهي ۽ کين سامري گمراه ڪري رکيو ف١٢٢.

فَرَجَعَ مُوْسٰٓی اِلٰی قَوْمِهٖ غَضْبَانَ اَسِفًا ۚ قَالَ يٰقَوْمِ اَلَمْ يَعِدْكُمْ

پوءِ موسىٰ پنهنجي قوم ڏانهن موٽيو ف١٢٣ سخت ڪاوڙ ۽ افسوس ڪندي ف١٢٤ چيائين اي منهنجي قوم جا! توهان سان



ف١٠٤ ڪفر جي پليتي ۽ گناهن جي گندگي کان. ف١٠٥ اجڏهن جو فرعون معجزا ڏسي ڪري واٽ تي نه آيو ۽ نصيحت قبول نه ڪيائين ۽ بني اسرائيل تي ظلم ۽ ڏاڍ اچا گهڻو ڪرڻ لڳو. ف١٠٦ مصر مان ۽ جڏهن درياء جي ڪناري تي پهچين ۽ فرعوني لشڪر پويان اچي ته خوف نه ڪر. ف١٠٧ پنهنجي لٺ هيٺ ڪري. ف١٠٨ درياء ۾ ٻڏڻ جو. حضرت موسىٰ عليه السلام حڪم الاهي موجب رات جي پهرئين حصي ۾ ستر هزار بني اسرائيلن کي ساڻ ڪري مصر کان روانو ٿيو. ف١٠٩ جن ۾ ڇهه لک قبطي هُئا. ف١١٠ اُهي ٻُڏي ويا ۽ پاڻي انهن جي مٿان کان اُچو ٿي ويو. ف١١١ ان کان پوءِ الله تعالىٰ پنهنجي ٻين احسان جو ذڪر ڪيو ۽ فرمايو. ف١١٢ يعني فرعون ۽ سندس قوم. ف١١٣ ته اسان موسىٰ عليه السلام کي اتي توريت عطا فرمائينداسين، جنهن تي عمل ڪيو وڃي. ف١١٤ تيه ۾ ۽ فرمايائين. ف١١٥ ناشڪري ۽ نعمت جو انڪار ڪري ۽ انهن نعمتن کي معاصي ۽ گناهن ۾ خرچ ڪري يا هڪ ٻئي تي ظلم ڪري. ف١١٦ جهنم ۾ ۽ هلاڪ ٿيو. ف١١٧ شرڪ کان. ف١١٨ آخري گهڙي تائين. ف١١٩ حضرت موسىٰ عليه السلام جڏهن پنهنجي قوم مان ستر ماڻهن کي منتخب ڪري توريت وٺڻ جي لاءِ طور جبل تي تشريف وٺي ويو. پوءِ پروردگار جي ڪلام جي شوق ۾ انهن کان اڳتي وڌي ويو. انهن کي پٺتي ڇڏي ڏنائين ۽ فرمايائين ته منهنجي پويان پويان اچو. ان تي الله تعالىٰ فرمايو وَمَآ اَعْجَلَكَ ته پوءِ حضرت موسىٰ عليه السلام. ف١٢٠ يعني تنهنجي رضا اڃا وڌيڪ ٿئي. مسئلو: هن آيت مان اجتهاد جو جواز ثابت ٿيو (مدارڪ). ف١٢١ جن کي تون حضرت هارون عليه السلام سان گڏ ڇڏي آيو آهين. ف١٢٢ گابي جي پوڄڻ جي دعوت ڏيئي ڪري. مسئلو: هن آيت ۾ گمراه ڪرڻ جي نسبت سامري جي طرف ڪئي ويئي، ڇو ته اهو ان جو سبب ۽ باعث ٿيو. هن مان ثابت ٿيو ته ڪنهن شيءِ کي سبب جي طرف نسبت ڪرڻ جائز آهي. اهڙي طرح چئي سگهجي ٿو ته ماءُ پيءُ پرورش ڪئي. اڳواڻ هدايت ڪئي. ولين حاجت روائي فرمائي. بزرگن مصيبت دفع ڪئي. مفسرن فرمايو آهي ته امور ظاهر ۾ منشاء ۽ سبب جي طرف منسوب ڪيا وڃن ٿا، جيتوڻيڪ حقيقت ۾ انهن جو موجد الله تعالىٰ آهي ۽ قرآن ڪريم ۾ اهڙين نسبتن گهڻائي سان وارد آهن (خازن). ف١٢٣ چاليهه ڏينهن پورا ڪري، توريت وٺي ڪري. ف١٢٤ انهن جي حال تي.

رَبُّكُمْ وَعْدًا حَسَنًا ۬ؕ اَفَطَالَ عَلَيْكُمُ الْعَهْدُ اَمْ اَرَدْتُّمْ اَنْ يَّحِلَّ عَلَيْكُمْ

توهان جي رب چڱو وعدو نہ ڪيو هو؟ ف١٢٥ ڇا! توهان تي ڊگهي مدت گذري يا توهان گهريو تہ توهان تي توهان جي

غَضَبٌ مِّنْ رَّبِّكُمْ فَاَخْلَفْتُمْ مَّوْعِدِیْ ﴿٨٦﴾ قَالُوْا مَاۤ اَخْلَفْنَا مَوْعِدَكَ

رب جو قهر نازل ٿئي جو توهان مون سان وعدي خلافي ڪئي؟ ف١٢٦ چيائون اسان پنهنجي اختيار سان توسان وعدي خلافي نہ

بِمَلْكِنَا وَلٰكِنَّا حُمِّلْنَاۤ اَوْزَارًا مِّنْ زِيْنَةِ الْقَوْمِ فَقَذَفْنٰهَا فَكَذٰلِكَ

ڪئي آهي پر اسان کي ڪجهہ بار کڻايو ويو هو قوم جي زيورن جو ف١٢٧ پوءِ اسان انهن (زيورن) کي ف١٢٨ سٽيو پوءِ اهڙيءَ طرح

اَلْقَى السَّامِرِيُّ ﴿٨٧﴾ فَاَخْرَجَ لَهُمْ عِجْلًا جَسَدًا لَّهٗ خُوَارٌ فَقَالُوْا هٰذَاۤ

سامري بہ ڦٽي ڪيو. ف١٢٩ پوءِ انهن جي واسطي ڪڍيائين هڪ گابو بنا ساهہ جي ڏڏ گابي وانگر رنڀندڙ ف١٣٠ پوءِ چيائون ف١٣١

اِلٰهُكُمْ وَاِلٰهُ مُوْسٰى ۬ فَنَسِیَ ﴿٨٨﴾ اَفَلَا يَرَوْنَ اَلَّا يَرْجِعُ اِلَيْهِمْ قَوْلًا ۬ وَّ

هيءَ آهي توهان جو معبود ۽ موسیٰ جو معبود، پوءِ وساري ويٺو ف١٣٢ پوءِ ڇا نٿا ڏسن جو اهو ف١٣٣ انهن کي ڪنهن ڳالهہ جو جواب

لَا يَمْلِكُ لَهُمْ ضَرًّا وَّلَا نَفْعًا ﴿٨٩﴾ وَلَقَدْ قَالَ لَهُمْ هٰرُوْنُ مِنْ قَبْلُ

نہ ٿو ڏئي ۽ نہ ئي انهن جي نفعي نقصان جو اختيار رکي ٿو ف١٣٤ ۽ بيشڪ انهن کي هارون ان کان اڳ ۾ ئي چيو

يٰقَوْمِ اِنَّمَا فُتِنْتُمْ بِهٖ ۚ وَاِنَّ رَبَّكُمُ الرَّحْمٰنُ فَاتَّبِعُوْنِیْ وَاَطِيْعُوْۤا

هو تہ اي منهنجي قوم توهان تہ ان جي ڪري ڦٽني ۾ پيا ۽ بيشڪ توهان جو رب رحمان آهي ف١٣٥ پوءِ منهنجي پيروي ڪريو ۽

اَمْرِیْ ﴿٩٠﴾ قَالُوْا لَنْ نَّبْرَحَ عَلَيْهِ عٰكِفِيْنَ حَتّٰى يَرْجِعَ اِلَيْنَا مُوْسٰى ﴿٩١﴾

منهنجو حڪم مڃيو. چيائون اسان تہ هن تي جهڪ هڻي مضبوطي سان ويهندا سين ف١٣٦ ايستائين جو اسان وٽ موسیٰ موٽي

قَالَ يٰهٰرُوْنُ مَا مَنَعَكَ اِذْ رَاَيْتَهُمْ ضَلُّوْۤا ﴿٩٢﴾ اَلَّا تَتَّبِعَنِ ؕ

اچي ف١٣٧. موسیٰ چيو اي هارون توکي ڪهڙي ڳالهہ روڪيو هو منهنجي پٺيان اچڻ کان، جڏهن توهان کي گمراهہ ٿيندي ڏٺو.

اَفَعَصَيْتَ اَمْرِیْ ﴿٩٣﴾ قَالَ يَبْنَؤُمَّ لَا تَاْخُذْ بِلِحْيَتِیْ وَلَا بِرَاْسِیْ ۚ

ف١٣٨ پوءِ ڇا تو منهنجو حڪم نہ مڃيو چيائين اي منهنجا ماءُ جاوا منهنجي ڏاڙهي نہ پڪڙ ۽ نہ منهنجي مٿي جا وار

اِنِّیْ خَشِيْتُ اَنْ تَقُوْلَ فَرَّقْتَ بَيْنَ بَنِیْۤ اِسْرَآءِيْلَ وَلَمْ تَرْقُبْ

مون کي پوءُ ٿيو تہ متان تون چوين تہ تو بني اسرائيل ۾ ڏڦير وڌو ۽ منهنجي ڳالهہ جو انتظار نہ

قَوْلِیْ ﴿٩٤﴾ قَالَ فَمَا خَطْبُكَ يٰسَامِرِیُّ ﴿٩٥﴾ قَالَ بَصُرْتُ بِمَا لَمْ يَبْصُرُوْا

ڪيئي ف١٣٩. موسیٰ چيو هاڻي تنهنجو ڪهڙو حال آهي اي سامري ف١٤٠. چيائين مون اهڙو نوجيڪو ماڻهن نہ ڏٺو هو ف١٤١

ف١٢٥ تہ اهو توهان کي توريت عطا فرمائيندو. جنهن ۾ هدايت آهي ۽ نور آهي، هزار سورتون آهن، هر سورة ۾ هزار آيتون آهن.

ف١٢٦ ۽ اهڙو ناقص ڪم ڪيو، جو گابي جي پوڄا ڪرڻ لڳو. توهان جو واعدو مون سان تہ هي هو تہ منهنجي حڪمت جي اطاعت ڪندؤ ۽ منهنجي دين تي قائم رهندؤ.

ف١٢٧ يعني قوم فرعون جي زيورن جا جيڪي بني اسرائيلن انهن ماڻهن کان اوڌر جي طور تي گهريا هئا.

ف١٢٨ سامري جي حڪم سان باهہ ۾.

ف١٢٩ انهن زيورن کي، جيڪي ان وٽ هئا ۽ ان مٽي کي، جيڪا حضرت جبرئيل عليه السلام جي گهوڙي جي قدم جي هيٺان ان حاصل ڪئي هئي.

ف١٣٠ اهو گابو سامري ٺاهيو ۽ ان ۾ ڪجهہ سوراخ اهڙي طرح رکيائين جو جڏهن انهن ۾ هوا داخل ٿئي تہ ان مان گابي جي آواز وانگر آواز پيدا ٿئي. هڪ قول هي بہ آهي تہ اهو جبرئيل جي گهوڙي جي قدم جي مٽي وجهڻ سان زنده ٿي ڳالهائيندو هو.

ف١٣١ سامري ۽ سندس تابعدارن.

ف١٣٢ يعني موسیٰ معبود کي وساري ويو ۽ ان کي هتي ڇڏي ان جي ڳولا ۾ طور تي هليو ويو. (معاذ الله). ڪن مفسرن چيو تہ نَسِيَ جو فاعل سامري آهي ۽ معنیٰ هيءَ آهي تہ سامري، جنهن گابي کي معبود بنايو، اهو پنهنجي رب کي وساري ويٺو. اهو حدوث اجسام مان استدلال ڪرڻ وساري ويٺو. ف١٣٣ گابو. ف١٣٤ خطاب کان بہ عاجز ۽ نفعي ۽ نقصان کان بہ، اهو ڪهڙيءَ طرح معبود ٿي سگهي ٿو.

ف١٣٥ پوءِ اُن کي نہ پوڄيو.

ف١٣٦ گابي جي پوڄا تي قائم رهنداسين ۽ تنهنجي ڳالهہ نہ مڃينداسين.

ف١٣٧ ان تي حضرت هارون عليه السلام انهن کان الڳ ٿي ويو ۽ ان سان گڏ ٻارهن هزار اهي ماڻهو هئا، جن گابي جي پوڄا نہ ڪئي هئي. جڏهن حضرت موسیٰ عليه السلام واپس تشريف فرما ٿيو تہ پاڻ انهن جي شور مچائڻ ۽ باجي وڄائڻ جا آواز ٻڌا، جيڪي گابي جي چوڌاري نچي پيا. تڏهن پاڻ پنهنجن ستر ساٿين کي فرمايائين تہ هي فتني جو آواز آهي. جڏهن وڃي پهتو ۽ حضرت هارون کي ڏٺائين تہ ديني غيرت کان جيڪا سندس فطري عادت هئي، جوش ۾ اچي ڪري اُن جي مٿي جا وار ساڄي هٿ ۾ ۽ ڏاڙهي کابي هٿ ۾ پڪڙيائين ۽. ف١٣٨ ۽ مون کي خبر ڏيڻ هليو يعني جڏهن انهن تنهنجي ڳالهہ نہ مڃي هئي تہ پوءِ تون مون سان ڇو نہ اچي ملين جو تنهنجو انهن کان جدا ٿيڻ بہ انهن جي حق ۾ رڪاوٽ ٿئي ها. ف١٣٩ اهو ٻڌي حضرت موسیٰ عليه السلام سامري جي طرف متوجه ٿيو. اهڙيءَ طرح. ف١٤٠ تو اهڙو ڇو ڪيو، ان جو سبب ٻڌاءِ.

بِهٖ فَقَبَضْتُ قَبْضَةً مِّنْ اَثَرِ الرَّسُوْلِ فَنَبَذْتُهَا وَكَذٰلِكَ سَوَّلَتْ

پوءِ هڪ مُٺ پيري ورتم ملائڪ جي نشان وٽان، پوءِ ان کي ڦٽي ڪيم ف١٤٢ ۽ منهنجي دل کي ايئن

لِيْ نَفْسِيْ ﴿٩٦﴾ قَالَ فَاذْهَبْ فَاِنَّ لَكَ فِي الْحَيٰوةِ اَنْ تَقُوْلَ لَا مِسَاسَ

ئي چڱو لڳو ف١٤٣ چيائين تون ٽُٽ ف١٤٤ اهو دُنيا جي زندگي ۾ تو کي هيءُ سزا آهي ف١٤٥ جو تون چوندو وتين ته مون کي هٿ نه لاءِ ف١٤٦

وَاِنَّ لَكَ مَوْعِدًا لَّنْ تُخْلَفَهٗ وَانْظُرْ اِلٰۤى اِلٰهِكَ الَّذِيْ ظَلْتَ عَلَيْهِ

۽ بيشڪ تنهنجي واسطي وعدي جو هڪ وقت آهي ف١٤٧ جيڪو توکان نه ٽرندو ۽ پنهنجي ان معبود کي ڏس جنهنجي آڏو تون سجود ڏيئي جهوڪ هڻي

عَاكِفًا لَنُحَرِّقَنَّهٗ ثُمَّ لَنَنْسِفَنَّهٗ فِي الْيَمِّ نَسْفًا ﴿٩٧﴾ اِنَّمَآ اِلٰهُكُمُ اللّٰهُ

ويٺو رهين ف١٤٨ قسم آهي اسان ان کي ضرور ساڙينداسين پوءِ ذرا ذرا ڪري درياءَ ۾ لوڙهينداسين ف١٤٩ توهان جو

الَّذِيْ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ؕ وَسِعَ كُلَّ شَيْءٍ عِلْمًا ﴿٩٨﴾ كَذٰلِكَ نَقُصُّ

معبود ته فقط الله ئي آهي جنهن کان سواءِ ڪنهن جي بندگي نه آهي هر شيءِ کي ان جو علم گهيريندڙ آهي. اسان

عَلَيْكَ مِنْ اَنْۢبَآءِ مَا قَدْ سَبَقَ ۚ وَقَدْ اٰتَيْنٰكَ مِنْ لَّدُنَّا ذِكْرًا ﴿٩٩﴾ ۖ

اهڙيءَ طرح توهان جي سامهون اڳين خبرون بيان فرمائيندا آهيون ۽ اسان پاڻ وٽان توکي هڪ ذڪر

مَنْ اَعْرَضَ عَنْهُ فَاِنَّهٗ يَحْمِلُ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ وِزْرًا ﴿١٠٠﴾ ۙ خٰلِدِيْنَ

عطا فرمايو ف١٥٠ جنهن ان کان مُنهن ڦيريو ف١٥١ پوءِ بيشڪ اهو قيامت جي ڏينهن هڪ بار کڻندو. ف١٥٢

فِيْهِ ؕ وَسَآءَ لَهُمْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ حِمْلًا ﴿١٠١﴾ ۙ يَّوْمَ يُنْفَخُ فِي الصُّوْرِ

اهي ان ۾ هميشه رهندا ف١٥٣ ۽ اهو قيامت جي ڏينهن انهن جي حق ۾ ڪهڙو نه برو وزن هوندو. جنهن ڏينهن صور ڦوڪيو

وَنَحْشُرُ الْمُجْرِمِيْنَ يَوْمَئِذٍ زُرْقًا ﴿١٠٢﴾ ۚ ۖ يَّتَخَافَتُوْنَ بَيْنَهُمْ اِنْ لَّبِثْتُمْ

ويندو ف١٥٤ ۽ اسان انهيءَ ڏينهن ڏوهارين کي ف١٥٥ اٿاريندا سين، سنڌ اکيون نيريون هونديون ف١٥٦ پاڻ ۾ آهستي آهستي چوندا ته توهان

اِلَّا عَشْرًا ﴿١٠٣﴾ نَحْنُ اَعْلَمُ بِمَا يَقُوْلُوْنَ اِذْ يَقُوْلُ اَمْثَلُهُمْ طَرِيْقَةً

دنيا ۾ نه رهيو مگر ڏهه راتيون ف١٥٧ اسان خوب ڄاڻون ٿا جو ڪجهه اهي ف١٥٨ چوندا جڏهن ته انهن مان سڀ کان بهتر راءِ

اِنْ لَّبِثْتُمْ اِلَّا يَوْمًا ﴿١٠٤﴾ ؑ وَيَسْـَٔلُوْنَكَ عَنِ الْجِبَالِ فَقُلْ

رکندڙ چوندو ته توهان فقط هڪڙو ئي ڏينهن رهيا هيو ف١٥٩ ۽ توکان جبلن بابت پڇن ٿا ف١٦٠ تون فرماءِ انهن

يَنْسِفُهَا رَبِّيْ نَسْفًا ﴿١٠٥﴾ ۙ فَيَذَرُهَا قَاعًا صَفْصَفًا ﴿١٠٦﴾ ۙ لَّا تَرٰى فِيْهَا

کي منهنجو رب ذرا ذرا ڪري اڏائي ڇڏيندو، پوءِ ان کي برابر پٽ ڪري ڇڏيندو جوان ۾ ڪا به هيٺاهين ۽



ع ١٥ / ١٤

ف١٤١ يعني مان حضرت جبرئيل عليه السلام کي ڏٺو ۽ کيس سڃاتم ورتو اهو اسپِ حيات تي سوار هو، منهنجي دل ۾ هي ڳالهه آئي ته مان سندس گهوڙي جي قدم جي نشان جي مٽي کڻان.

ف١٤٢ ان ڳائي ۾ جنهن کي بنايو هيم.

ف١٤٣ ۽ اهو فعل مان پنهنجي نفس جي خواهش کان ئي ڪيو. ٻيو ان جو سبب ۽ محرڪ نه هو. ان تي حضرت موسیٰ عليه السلام.

ف١٤٤ پري ٿي وڃ.

ف١٤٥ جڏهن تو سان اڪيلو ملڻ گهري، جيڪو تنهنجي حال کان واقف نه هجي تڏهن ان کي.

ف١٤٦ يعني سڀني کان جُدا رهه، نه توکي ڪو ڇُهي، نه تون ڪنهن کي ڇُهين. ماڻهن سان ملڻ سندس لاءِ ڪلي طور تي ممنوع قرار ڏنو ويو ۽ ملاقات گفتگو ۽ خريد و فروخت هر هڪ سان حرام ڪيو ويو ۽ جيڪڏهن اتفاقاً ڪو کيس ڇُهي وجهندو هو ته اهو ۽ ڇُهڻ وارو ٻئي سخت بخار ۾ مبتلا ٿيندا هئا. اهو جهنگ ۾ اهو ئي شور مچائيندو وڦرندو هو ته ڪو نه ڇُهي ۽ وحشين ۽ جانورن ۾ زندگي جا ڏينهن نهايت تلخي ۽ وحشت ۾ گذاريندو هو.

ف١٤٧ يعني عذاب جي وعدي جو آخرت ۾ ان دُنيا جي عذاب کان پوءِ تنهنجي شرڪ ۽ فساد پکيڙڻ تي.

ف١٤٨ ۽ ان جي عبادت تي قائم رهين.

ف١٤٩ اهڙي طرح حضرت موسیٰ عليه السلام ايئن ڪيو ۽ جڏهن پاڻ سامريءَ جي ان فساد کي ختم ڪري چُڪو ته پوءِ بني اسرائيل کي مخاطب ٿي ڪري سچي دين جو بيان فرمايائين ۽ ارشاد ڪيائين.

ف١٥٠ يعني قرآن پاڪ، جو اهو ذڪر عظيم آهي ۽ جيڪو ان جي طرف متوجه ٿئي ان جي لاءِ هن ڪتاب ڪريم ۾ چوٽڪارو ۽ برڪتون آهن ۽ هن ڪتاب ۾ گذريل اُمتن جي اهڙين حالتن جو ذڪر ۽ بيان آهي. جيڪي نڪر ڪرڻ ۽ عبرت حاصل ڪرڻ جي لائق آهن.

ف١٥١ يعني قرآن پاڪ کان ۽ ان تي ايمان نه آڻي ۽ ان جي هدايتن مان فائدو حاصل نه ڪري.

ف١٥٢ گناهن جو ڳرو بار.

ف١٥٣ يعني ان گناهه جي عذاب ۾.

ف١٥٤ ماڻهن کي محشر ۾ حاضر ڪرڻ جي لاءِ، ان مان مُراد ٻي ڦوڪ آهي. ف١٥٥ يعني ڪافرن کي ان حال ۾. ف١٥٦ ۽ ڪارا منهن. ف١٥٧ آخرت جا خوف ۽ اتان جون خوفناڪ منزلون ڏسي ڪري کين دُنيا جي زندگي جي مُدت تمام ٿوري معلوم ٿيندي. ف١٥٨ پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي. ف١٥٩ ڪن مفسرن چيو ته ان ڏينهن جون سختيون ڏسي ڪري دُنيا ۾ پنهنجي رهڻ جو مقدار وساري ڇڏيندا. ف١٦٠ شان نزول:- حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته ثقيف قبيلي جي هڪ ماڻهوءَ حضرت پيغمبر ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه واله وسلم جن کان دريافت ڪيو ته قيامت جي ڏينهن جبلن جو ڇا حال ٿيندو؟ ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي.

عِوَجًا وَّلَآ اَمْتًا ﴿١٠٧﴾ يَوْمَئِذٍ يَّتَّبِعُوْنَ الدَّاعِيَ لَا عِوَجَ

متاهين ڏسڻ ۾ ايندي. ان ڏينهن سڏيندڙ جي پٺيان ڊوڙندا ف١٦١ ان ۾ ڏنگائي نه هوندي ۽ سڀ آواز رحمان جي حضور

لَهٗ ۚ وَخَشَعَتِ الْاَصْوَاتُ لِلرَّحْمٰنِ فَلَا تَسْمَعُ اِلَّا هَمْسًا ﴿١٠٨﴾

ف١٦٣ پست ٿي (دٻجي) رهجي ويندا پوءِ تون نه ٻڌندين مگر تمام هوريان آواز ف١٦٤ انهي ڏينهن ڪنهن جي شفاعت

يَوْمَئِذٍ لَّا تَنْفَعُ الشَّفَاعَةُ اِلَّا مَنْ اَذِنَ لَهُ الرَّحْمٰنُ وَرَضِيَ لَهٗ

ڪم نه ڏيندي مگر ان جي جنهن کي رحمان ف١٦٥ اجازت ڏيئي ڇڏي ۽ جنهن جي ڳالهه پسند فرمايائين. اهو ڄاڻي ٿو

قَوْلًا ﴿١٠٩﴾ يَعْلَمُ مَا بَيْنَ اَيْدِيْهِمْ وَمَا خَلْفَهُمْ وَلَا يُحِيْطُوْنَ بِهٖ عِلْمًا ﴿١١٠﴾

جيڪي انهن جي اڳيان آهي ۽ جو ڪجهه انهن جي پٺيان ف١٦٦ ۽ انهن جو علم ان کي نٿو گهيري سگهي ف١٦٧ ۽ سڀ منهن جهڪي ويندا

وَعَنَتِ الْوُجُوْهُ لِلْحَيِّ الْقَيُّوْمِ ۭ وَقَدْ خَابَ مَنْ حَمَلَ ظُلْمًا ﴿١١١﴾ وَ

ان زنده قائم رهندڙ جي حضور ف١٦٨ ۽ بيشڪ نامراد رهيو جنهن ظلم جو بار کنيو. ف١٦٩ ۽ جيڪو

مَنْ يَّعْمَلْ مِنَ الصّٰلِحٰتِ وَهُوَ مُؤْمِنٌ فَلَا يَخٰفُ ظُلْمًا وَّلَا

چڱا ڪم ڪري ۽ هجي مسلمان ته ان کي نه زيادتي جو خوف هوندو ۽ نه نقصان جو ف١٧٠

هَضْمًا ﴿١١٢﴾ وَكَذٰلِكَ اَنْزَلْنٰهُ قُرْاٰنًا عَرَبِيًّا وَّصَرَّفْنَا فِيْهِ مِنَ الْوَعِيْدِ

اهڙيءَ طرح اسان ان کي عربي قرآن (جي صورت ۾) لاٿو ۽ ان ۾ قسمين قسمين عذاب جا واعدا ڪيا ف١٧١

لَعَلَّهُمْ يَتَّقُوْنَ اَوْ يُحْدِثُ لَهُمْ ذِكْرًا ﴿١١٣﴾ فَتَعٰلَى اللّٰهُ الْمَلِكُ الْحَقُّ ۚ

من انهن کي خوف ٿئي يا انهن جي دلين ۾ ڪا سوچ پيدا ڪري ف١٧٢ پوءِ سمورن کان بلند آهي الله سچو بادشاهه ف١٧٣

وَلَا تَعْجَلْ بِالْقُرْاٰنِ مِنْ قَبْلِ اَنْ يُّقْضٰٓى اِلَيْكَ وَحْيُهٗ ۡ وَقُلْ

۽ قرآن ۾ جلدي نه ڪر جيستائين ان جي وحي تنهنجي طرف پوري ٿي نه بيهي ف١٧٤ ۽ عرض ڪر

رَّبِّ زِدْنِيْ عِلْمًا ﴿١١٤﴾ وَلَقَدْ عَهِدْنَآ اِلٰٓى اٰدَمَ مِنْ قَبْلُ فَنَسِيَ وَلَمْ

اي منهنجا رب مون کي علم زياده ڏي. ۽ بيشڪ اسان آدم کي ان کان اڳ ۾ هڪ تاڪيدي حڪم ڏنو هو ف١٧٥ پوءِ اهو ڪيس وسري ويو

نَجِدْ لَهٗ عَزْمًا ﴿١١٥﴾ وَاِذْ قُلْنَا لِلْمَلٰٓئِكَةِ اسْجُدُوْا لِاٰدَمَ فَسَجَدُوْٓا اِلَّآ

۽ اسان ان جو ارادو نه ڏٺو. ۽ جڏهن اسان ملائڪن کي فرمايو ته آدم کي سجدو ڪريو پوءِ سمورا سجدي ۾ ڪري پيا

اِبْلِيْسَ ۭ اَبٰى ﴿١١٦﴾ فَقُلْنَا يٰٓاٰدَمُ اِنَّ ھٰذَا عَدُوٌّ لَّكَ وَلِزَوْجِكَ فَلَا

مگر ابليس انڪار ڪيو پوءِ اسان فرمايو اي آدم بيشڪ هيءُ تنهنجو ۽ تنهنجي بيبي جو دشمن آهي ف١٧٦ پوءِ ايئن



ف١٦١ جيڪو انهن کي قيامت جي ڏينهن بيهڻ واري جاءِ جي طرف سڏيندو ۽ ندا ڪندو ته هلو رحمان جي حضور ۾ پيش ٿيڻ ۾ اهو پڪارڻ وارو حضرت اسرافيل هوندو.

ف١٦٢ ۽ ان دعوت کان ڪو منهن نه ڦيرائي سگهندو.

ف١٦٣ هيبت ۽ جلال کان.

ف١٦٤ حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته اهڙو ته جو اُن ۾ صرف چپن جي چرپر هوندي.

ف١٦٥ شفاعت ڪرڻ جو.

ف١٦٦ يعني سمورين گذريل ۽ ٿيندڙ ڳالهين ۽ دُنيا ۽ آخرت جا سڀئي امور يعني الله تعالیٰ جو علم بانهن جي ذات، صفات ۽ سيني حالتن کي گهيرو ڪندڙ آهي.

ف١٦٧ يعني سموري ڪائنات جو علم ذات الاهي جو احاطو نٿو ڪري سگهي ان جي ذات جو معلوم ڪرڻ ڪائنات جي علمن جي پهچ کان بلند آهي. اهو پنهنجن نالن، صفتن، قدرت جي نشانن ۽ حڪمت جي حالتن کان سڃاتو وڃي ٿو. شعر ؎

کجا دریابد اورا عقل چالاک ✽ کہ او بالا تراست از حدِ ادراک

نظر کن اندر اسماء وصفاتش ✽ کہ واقف نیست کس از کنہ ذاتش

ڪن مفسرن هن آيت جي معنيٰ هيءُ بيان ڪئي آهي ته خلق جا علم معلومات الاهيه جو احاطو نٿا ڪري سگهن ظاهر ۾ اهي ٻه عبارتون آهن مگر انجام تي نظر رکڻ وارا آساني سان سمجهي وڃن ٿا ته فرق صرف تعبير جو آهي.

ف١٦٨ ۽ هر هڪ عجز نيازجي قدر سان حاضر ٿيندو، ڪنهن ۾ سرڪشي نه رهندي الله تعالیٰ جي قهر ۽ حڪومت جو ظهور پورو ٿيندو.

ف١٦٩ حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما هن آيت جي تفسير ۾ فرمايو ته جنهن شرڪ ڪيو، نقصان ۾ رهيو ۽ بيشڪ شرڪ تمام سخت ظلم آهي ۽ جيڪو ان ظلم جو قرضدار ٿي قيامت جي بيهڻ جي جاءِ ۾ اچي ان کان وڌيڪ ڪهڙو نامراد!.



ف١٧٠ مسئلو:- هن آيت مان معلوم ٿيو ته عبادت ۽ نيڪ عمل سڀني جي قبوليت ايمان سان گڏ مشروط آهي جو ايمان هجي ته پوءِ سڀئي نيڪيون فائدو ڏيڻ واريون آهن ۽ ايمان نه هجي پوءِ سڀ عمل بيڪار.

ف١٧١ فرضن جي ڇڏڻ ۽ ممنوعات جي ارتڪاب ڪرڻ تي.

ف١٧٢ جنهن سان انهن کي نيڪين جي رغبت ۽ برائين کان نفرت ٿئي ۽ اهي پند و نصيحت حاصل ڪن. ف١٧٣ جيڪو اصل مالڪ آهي ۽ سمورا بادشاهه ان جا محتاج آهن. ف١٧٤ شان نزول:- جڏهن حضرت جبرئيل عليه السلام قرآن ڪريم کڻي نازل ٿيندو هو ته محبوب حضرت پيغمبر ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن ان سان گڏ و گڏ پڙهندا هئا ۽ جلدي ڪندا هئا ته جيئن خوب ياد ٿي وڃي. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي. فرمايو ويو ته توهان تڪليف نه ڪريو ۽ سورت قيامت ۾ الله تعالیٰ خود ذمو کنيو ۽ سند ن اچا نوڏيڪ تسلي فرمائي. ف١٧٥ ته منع ٿيل وڻ جي ويجهو نه وڃي. ف١٧٦ هن مان معلوم ٿيو ته فضل ۽ شرف جي مالڪ جي فضيلت کي تسليم نه ڪرڻ ۽ ان جي تعظيم ۽ احترام بجا آڻڻ کان منهن موڙڻ حسد ۽ دشمني جو دليل آهي. هن آيت ۾ شيطان جو حضرت آدم کي سجدو نه ڪرڻ سان ان جي دشمني جو دليل قرار ڏنو ويو.

يُخْرِجَنَّكُمَا مِنَ الْجَنَّةِ فَتَشْقٰى ﴿١١٧﴾ اِنَّ لَكَ اَلَّا تَجُوْعَ فِيْهَا وَلَا

نہ ٿيئي جو اهو توهان ٻنهي کي بهشت مان ڪيڍي ڇڏي پوءِ تون تڪليف ۾ پوين ف١٧٧ بيشڪ تنهنجي واسطي جنت ۾ هيءُ آهي ته تون نہ بک

تَعْرٰى ﴿١١٨﴾ وَاَنَّكَ لَا تَظْمَؤُا فِيْهَا وَلَا تَضْحٰى ﴿١١٩﴾ فَوَسْوَسَ اِلَيْهِ الشَّيْطٰنُ

لڳي ۽ نہ اگهاڙو ٿئين ۽ هي ته ان ۾ نہ توکي اڃ لڳي ۽ نہ اُس ف١٧٨ پوءِ شيطان ان کي وسوسو

قَالَ يٰٓاٰدَمُ هَلْ اَدُلُّكَ عَلٰى شَجَرَةِ الْخُلْدِ وَمُلْكٍ لَّا يَبْلٰى ﴿١٢٠﴾ فَاَكَلَا

ڏنو ۽ چيائين اي آدم! ڇا مان توکي ٻڌايان سدائين زنده رهڻ جو وڻ ف١٧٩ ۽ اها بادشاهي جيڪا پراڻي نہ ٿئي ف١٨٠

مِنْهَا فَبَدَتْ لَهُمَا سَوْاٰتُهُمَا وَطَفِقَا يَخْصِفٰنِ عَلَيْهِمَا مِنْ وَّرَقِ

پوءِ انهن ٻنهي ان مان کاڌو پوءِ انهن تي سندن شرم جوڳيون شيون ظاهر ٿي پيون ف١٨١ ۽ جنت جا پن پاڻ کي

الْجَنَّةِ ۡ وَعَصٰٓى اٰدَمُ رَبَّهٗ فَغَوٰى ﴿١٢١﴾ ثُمَّ اجْتَبٰهُ رَبُّهٗ فَتَابَ عَلَيْهِ وَ

چنبڙائڻ لڳا ف١٨٢ ۽ آدم کان پنهنجي رب جي حڪم ۾ لغزش واقع ٿي پوءِ گهربل مقصد جي راهه نہ لڌائين ف١٨٣ پوءِ کيس سندس رب چونڊي ورتو پوءِ ان تي پنهنجي رحمت

هَدٰى ﴿١٢٢﴾ قَالَ اهْبِطَا مِنْهَا جَمِيْعًا ۢ بَعْضُكُمْ لِبَعْضٍ عَدُوٌّ ۚ فَاِمَّا

سان رجوع فرمايائين ۽ پنهنجي خاص قرب جي راهه ڏيکاريائين. فرمايائين توهان ٻئي گڏجي جنت مان لهي وڃو توهان مان هڪ ٻئي جو

يَاْتِيَنَّكُمْ مِّنِّيْ هُدًى ۙ فَمَنِ اتَّبَعَ هُدَايَ فَلَا يَضِلُّ وَلَا يَشْقٰى ﴿١٢٣﴾

دشمن آهي پوءِ جيڪڏهن توهان سڀني کي منهنجي طرفان هدايت اچي ف١٨٤ پوءِ جنهن منهنجي هدايت جي پيروي ڪئي اهو نہ گمراهه ٿئي ف١٨٥

وَمَنْ اَعْرَضَ عَنْ ذِكْرِيْ فَاِنَّ لَهٗ مَعِيْشَةً ضَنْكًا وَّنَحْشُرُهٗ

۽ نہ بدبخت ٿئي ف١٨٦ ۽ جنهن منهنجي ياد کان منهن ڦيريو ف١٨٧ پوءِ بيشڪ ان جي واسطي تنگ زندگي آهي ف١٨٨ ۽

يَوْمَ الْقِيٰمَةِ اَعْمٰى ﴿١٢٤﴾ قَالَ رَبِّ لِمَ حَشَرْتَنِيْٓ اَعْمٰى وَقَدْ كُنْتُ

اسان ان کي قيامت جي ڏينهن انڌو ڪري اٿارينداسين. چوندو اي منهنجا رب! مون کي انڌو ڇو کنيو مان تہ اکين وارو

بَصِيْرًا ﴿١٢٥﴾ قَالَ كَذٰلِكَ اَتَتْكَ اٰيٰتُنَا فَنَسِيْتَهَا ۚ وَكَذٰلِكَ الْيَوْمَ تُنْسٰى ﴿١٢٦﴾

هوس ف١٨٩ فرمائيندو اهڙيءَ طرح تو وٽ اسان جون آيتون آيون هيون ف١٩٠ تو انهن کي وساري ڇڏيو ۽ اهڙيءَ طرح اڄ

وَكَذٰلِكَ نَجْزِيْ مَنْ اَسْرَفَ وَلَمْ يُؤْمِنْ بِاٰيٰتِ رَبِّهٖ ۭ وَلَعَذَابُ

تنهنجي ڪا خبر نہ لهندو ف١٩١ اسان اهڙو ئي بدلو ڏيون ٿا انهيءَ کي جيڪو حد لنگهي ۽ پنهنجي رب جي آيتن تي ايمان نہ آڻي

الْاٰخِرَةِ اَشَدُّ وَاَبْقٰى ﴿١٢٧﴾ اَفَلَمْ يَهْدِ لَهُمْ كَمْ اَهْلَكْنَا قَبْلَهُمْ

بيشڪ آخرت جو عذاب سڀ کان سخت ۽ سڀ کان ديرپا آهي. پوءِ ڇا انهن کي هن ڳالهه کان هدايت نہ ٿي جو اسان انهن کان اڳ ڪيترائي قومون هلاڪ



ف١٧٧ ۽ پنهنجي خوراڪ ۽ غذا جي لاءِ زمين کيڙڻ، پوک ڪرڻ، داڻي ڪڍڻ، پيسڻ ۽ پچائڻ جي محنت ۾ مبتلا ٿئين ۽ جڏهن تہ عورت جو خرچ مرد جي ذمي آهي، ان ڪري ان سموري محنت جي نسبت صرف حضرت آدم عليه السلام جي طرف فرمائي وئي.

ف١٧٨ هر قسم جو عيش ۽ راحت جنت ۾ موجود آهي. ڪمائڻ ۽ محنت ڪرڻ کان بلڪل امن آهي.

ف١٧٩ جنهن کي کائي ڪري کائڻ واري کي دائمي زندگي حاصل ٿي وڃي ٿي.

ف١٨٠ ۽ ان ۾ زوال نہ اچي.

ف١٨١ يعني بهشتي لباس سندن جسم تان لهي ويو.

ف١٨٢ لوڪ گهرڻ لڪائڻ ۽ جسم ڍڪڻ جي لاءِ.

ف١٨٣ ۽ ان وڻ جي کائڻ سان دائمي زندگي نہ ملي. پوءِ حضرت آدم عليه السلام توبه ۽ استغفار ۾ مشغول ٿيو ۽ بارگاهِ الاهي ۾ حضور محبوب پيغمبر ڪريم رسولِ عظيم سيد عالم صلى الله عليه وآله وسلم جن جي وسيلي سان دعا گهرمايائين.

ف١٨٤ يعني ڪتاب ۽ رسول.

ف١٨٥ يعني دنيا ۾.

ف١٨٦ آخرت ۾، ڇو تہ آخرت جي بدبختي دنيا ۾ سچي رستي کان ڀٽڪڻ جو نتيجو آهي. پوءِ جيڪو ڪتابِ الاهي ۽ رسول برحق جو اتباع ڪري ۽ ان جي حڪم جي مطابق هلي، اهو دنيا ۾ ڀٽڪڻ کان ۽ آخرت ۾ ان جي عذاب ۽ وبال کان ڇوٽڪارو لهندو.

ف١٨٧ ۽ منهنجي هدايت کان منهن ڦيرايائين.

ف١٨٨ دنيا ۾ يا قبر يا آخرت ۾ يا دين ۾ يا انهن سڀني ۾. دنيا جي تنگ زندگي هيءَ آهي تہ هدايت جو اتباع نہ ڪرڻ سان بري عمل ۽ حرام ۾ مبتلا ٿئي يا قناعت کان محروم ٿي ڪري حرص جو گرفتار ٿي وڃي ۽ گهڻي مال ۽ سبب سان به ان کي فراغِ خاطر ۽ دل جو سڪون حاصل نہ ٿئي. دل هر شيءِ جي طلب ۾ آواره هجي ۽ حرص جي غمن کان تہ هي نہ آهي، هو نہ آهي حالِ تاريڪ ۽ وقت خراب رهي ۽ مؤمن متوڪل وانگر ان کي سڪون ۽ فراغ حاصل ئي نہ ٿئي، جنهن کي حيات طيب چون ٿا. قَالَ تَعَالٰى فَلَنُحْيِيَنَّهٗ حَيٰوةً طَيِّبَةً ۽ قبر جي تنگ زندگي هي آهي تہ حديث شريف ۾ وارد ٿيو تہ ڪافر تي نوانوي بلائون ان جي قبر ۾ مسلط ڪيون وينديون، حضرت ابن عباس رضى الله تعالى عنهما فرمايو

شان نزول:- هيءَ آيت اسود بن عبدالعزىٰ مخزومي جي حق ۾ نازل ٿي ۽ قبر جي زندگي مان مراد قبر جو ان سختي سان دٻائڻ آهي، جنهن سان هڪ طرف جون پاسريون ٻئي پاسي اچي وڃن ٿيون ۽ آخرت ۾ تنگ زندگي جهنم جا عذاب آهن، جتي زقوم (ٿوهر) ۽ جرش وارو پاڻي ۽ جهنمين جو رت ۽ پوُن ۽ کائڻ پيئڻ جي لاءِ ڏنو ويندو ۽ دين ۾ تنگ زندگي هيءَ آهي تہ نيڪين جون واٽون تنگ ٿي وڃن ۽ ماڻهو حرام ڪمائي ۾ مبتلا ٿئي. حضرت ابن عباس رضى الله تعالى عنهما فرمايو تہ ٻانهي کي ٿورو ملي يا گهڻو. جيڪڏهن خدا جو خوف نہ آهي تہ ان ۾ ڪجهه ڀلائي نہ آهي ۽ اها تنگ زندگي آهي (تفسير ڪبير، خازن ۽ مدارڪ وغيره). ف١٨٩ دنيا ۾. ف١٩٠ تو انهن تي ايمان نہ آندو. ف١٩١ جهنم جي باهه ۾ سڙ نديں.

مِّنَ الْقُرُوْنِ يَمْشُوْنَ فِيْ مَسٰكِنِهِمْ ؕ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّاُولِي

ڪري ڇڏيون و ١٩٢ جو اھي انھن جي رھائش جي جاين ۾ گھمندا ڦرندا آھن و ١٩٣ بيشڪ ان ۾ نشانيون آھن عقل وارن جي واسطي.

النُّهٰى ﴿١٢٨﴾ وَلَوْلَا كَلِمَةٌ سَبَقَتْ مِنْ رَّبِّكَ لَكَانَ لِزَامًا وَّاَجَلٌ مُّسَمًّى ﴿١٢٩﴾

و ١٩٤ ۽ جيڪڏھن تنھنجي رب جي ھڪ ڳالھ اڳ ٿي نه ھجي ھا ضرور انھن کي عذاب و ١٩٦ چنبڙي ھا ۽ جيڪڏھن نه ھجي ھا ھڪ مقرر واعدو و ١٩٧

فَاصْبِرْ عَلٰى مَا يَقُوْلُوْنَ وَسَبِّحْ بِحَمْدِ رَبِّكَ قَبْلَ طُلُوْعِ الشَّمْسِ

پوءِ انھن جي ڳالھين تي صبر ڪر ۽ پنھنجي رب کي ساراھيندي سندس پاڪائي بيان ڪر سج اڀرڻ کان اڳي و ١٩٨

وَقَبْلَ غُرُوْبِهَا ۚ وَمِنْ اٰنَآئِ الَّيْلِ فَسَبِّحْ وَاَطْرَافَ النَّهَارِ لَعَلَّكَ

۽ ان جي لھڻ کان اڳي و ١٩٩ ۽ رات جي گھڙين ۾ ان جي پاڪائي بيان ڪر و ٢٠٠ ۽ ڏينھن جي طرفن ۾ و ٢٠١ ھن اميد تي جو

تَرْضٰى ﴿١٣٠﴾ وَلَا تَمُدَّنَّ عَيْنَيْكَ اِلٰى مَا مَتَّعْنَا بِهٖۤ اَزْوَاجًا مِّنْهُمْ زَهْرَةَ

تون راضي ٿئين و ٢٠٢ ۽ اي ٻڌندڙ پنھنجون اکيون نه ودا ۽ ڪافرن جي طرف جن کي اسان گذرسفر جي واسطي ڏني آھي

الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا ۙ لِنَفْتِنَهُمْ فِيْهِ ؕ وَرِزْقُ رَبِّكَ خَيْرٌ وَّاَبْقٰى ﴿١٣١﴾ وَاْمُرْ

دُنيا جي زندگي جي تازگي و ٢٠٣ جو اسان انھن کي ان جي سبب فتني ۾ وجھون ۽ تنھنجي رب جو رزق و ٢٠٥ سڀ کان سٺو ۽ سڀ کان ديرپا آھي

اَهْلَكَ بِالصَّلٰوةِ وَاصْطَبِرْ عَلَيْهَا ؕ لَا نَسْئَلُكَ رِزْقًا ؕ نَحْنُ

۽ پنھنجي گھر وارن کي نماز جو حڪم ڏي ۽ پاڻ ان تي ثابت رھ اسان توکان ڪا روزي نٿا گھرُون و ٢٠٦ پاڻ اسان توکي

نَرْزُقُكَ ؕ وَالْعَاقِبَةُ لِلتَّقْوٰى ﴿١٣٢﴾ وَقَالُوْا لَوْلَا يَاْتِيْنَا بِاٰيَةٍ مِّنْ رَّبِّهٖ ؕ

روزي ڏينداسين و ٢٠٧ ۽ چڱي پڇاڙي پرھيزگاري جي واسطي آھي. ۽ ڪافرن چيو ھي و ٢٠٨ پنھنجي رب وٽان ڪا نشاني ڇو نٿو آڻي و ٢٠٩

اَوَلَمْ تَاْتِهِمْ بَيِّنَةُ مَا فِي الصُّحُفِ الْاُوْلٰى ﴿١٣٣﴾ وَلَوْ اَنَّاۤ اَهْلَكْنٰهُمْ

۽ ڇا انھن کي ان جو بيان نه آيو جيڪو اڳين صحيفن ۾ آھي و ٢١٠ ۽ جيڪڏھن اسان انھن کي ڪنھن عذاب سان ھلاڪ ڪري

بِعَذَابٍ مِّنْ قَبْلِهٖ لَقَالُوْا رَبَّنَا لَوْلَاۤ اَرْسَلْتَ اِلَيْنَا رَسُوْلًا

ڇڏيون ھا رسول جي اچڻ کان اڳي و ٢١١ ته ضرور چون ھا اي اسان جا رب تو اسان جي طرف ڪو رسول ڇو نه موڪليو جو اسان تنھنجي آيتن تي

فَنَتَّبِعَ اٰيٰتِكَ مِنْ قَبْلِ اَنْ نَّذِلَّ وَنَخْزٰى ﴿١٣٤﴾ قُلْ كُلٌّ مُّتَرَبِّصٌ

ھلون ھا ھن کان اڳ ۾ جو ذليل ۽ خوار ٿيون ھا. تون فرماءِ سمورا انتظار ڪري رھيا آھن و ٢١٢ پوءِ توھان به انتظار ڪريو

فَتَرَبَّصُوْا ۚ فَسَتَعْلَمُوْنَ مَنْ اَصْحٰبُ الصِّرَاطِ السَّوِيِّ وَمَنِ اهْتَدٰى ﴿١٣٥﴾

اجھو توھان کي معلوم ٿيندو و ٢١٣ ته ڪير آھي سڌي واٽ وارو ۽ ڪنھن ھدايت لڌي.

و ١٩٢ جيڪي رسولن کي نه مڃيندڙ ھون. و ١٩٣ يعني قريش پنھنجن سفرن ۾ انھن جي ڳوٺن وٽان لنگھن ٿا ۽ انھن جي ھلاڪت جا نشان ڏسن ٿا. و ١٩٤ جيڪي عبرت حاصل ڪن ۽ سمجھن ته نبين سڳورن جي تڪذيب ۽ سندن مخالفت جو انجام بُرو آھي. و ١٩٥ اُمتِ محبوب محمد مصطفىٰ احمد مجتبىٰ صلى الله عليه وسلم جن جي عذاب ۾ دير ڪئي ويندي. و ١٩٦ دُنيا ۾ ئي. و ١٩٧ يعني قيامت جو ڏينھن. و ١٩٨ ھن مان فجر جي نماز مُراد آھي. و ١٩٩ ھن مان ٻيپھري ۽ ٽيپھري جون نمازون مُراد آھن، جيڪي ڏينھن جي پوئين اڌ ۾ سج جي لڙڻ ۽ لھڻ جي وچ ۾ واقع آھن. و ٢٠٠ يعني سانجھي ۽ سومھڻي جون نمازون پڙھو. و ٢٠١ فجر ۽ سانجھي جون نمازون انھن جو تاڪيدًا تڪرار فرمايو ويو ۽ ڪي مفسر لھڻ کان اڳ مان ٽيپھري جي نماز ۽ ڏينھن جي اطراف مان ٻيپھري جي نماز مُراد وٺن ٿا. انجو سبب ھي آھي ته ٻيپھري جي نماز زوال کان پوءِ آھي ۽ ان وقت ڏينھن جي پھرئين اڌ ۽ پوئين اڌ جا اطراف ملن ٿا. پھرئين اڌ جي انتھا ۽ پوئين اڌ جي ابتدا. (مدارڪ ۽ خازن). و ٢٠٢ الله تعالىٰ جي فضل ۽ عطا ۽ ان جي انعام ۽ اڪرام سان توھان کي امت جي حق ۾ شفيع بنائي، توھان جي شفاعت فرمائي ۽ توھان کي راضي ڪري، جيئن ته ان فرمايو آھي. وَلَسَوْفَ يُعْطِيْكَ رَبُّكَ فَتَرْضٰى. و ٢٠٣ يعني نمونا ۽ قسم ڪافرن، يھودين ۽ نصارن وغيره کي جيڪو دنيوي ساز ۽ سامان ڏنو آھي، مؤمن کي جڳائي ته ان کي سٺي سمجھڻ ۽ عجيب ھجڻ جي نظر سان نه ڏسي. حسن رضي الله تعالىٰ عنه فرمايو ته نافرمانن جي شان وشوڪت ۽ غرور کي نه ڏسو پر ھي ڏسو ته گناه ۽ نافرماني جي ذلت ڪھڙي طرح انھن جي ڪنڌن مان ظاھر آھي. و ٢٠٤ ھن طرح ته جيتري انھن تي نعمت زياده ھجي اوتري ئي انھن جي سرڪشي ۽ نافرماني وڌي ۽ اھي آخرت جي سزا جا حقدار ٿين. و ٢٠٥ يعني جنت ۽ ان جون نعمتون. و ٢٠٦ ۽ ان جو مڪلف نه ٿا ڪريون ته اسان جي خلق کي روزي ڏي يا پنھنجي نفس ۽ پنھنجي اھل جي روزي جو ذميدار ٿئي، بلڪ. و ٢٠٧ ۽ انھن کي به پوءِ روزي جي غم ۾ نه پئو. پنھنجي دل کي آخرت جي امر جي لاءِ فارغ رک ته جيڪو الله تعالىٰ جي ڪم ۾ ھوندو آھي، الله سائين ان جو ڪم ٺاھي ٿو. و ٢٠٨ يعني حضور محبوب پيغمبر ڪريم صلى الله عليه وسلم جن. و ٢٠٩ جيڪا سندن نبوت جي صحيح ھجڻ تي دلالت ڪري، ھن جي باوجود، جو گھڻيون نشانيون اچي چُڪيون ھيون، ۽ معجزن جو لڳو لڳ ظھور ٿي رھيو ھو. پوءِ ڪافر انھن سڀني کان انڌا ٿيا ۽ انھن محبوب ڪريم جن جي متعلق چيئي ڏنو ته پاڻ پنھنجي رب وٽان ڪا نشاني ڇو نه ٿا آڻين. ان جي جواب ۾ الله تبارڪ وتعالىٰ فرمائي ٿو. و ٢١٠ يعني قرآن پاڪ ۽ حضرت پيغمبر ڪريم محبوب عظيم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي خوشخبري ۽ سندن نبوت ۽ بعثت جو ذڪر اھي ڪھڙيون نه وڏيون نشانيون آھن! انھن ھوندي ٻين ڪنھن نشانين جي طلب ڪرڻ جو ڪھڙو موقعو آھي. و ٢١١ قيامت جي ڏينھن. و ٢١٢ اسان به ۽ توھان به. شانِ نزول: مشرڪن چيو ھو ته اسان زماني جي حوادث ۽ انقلاب جو انتظار ڪريون ٿا ته ڪڏھن مسلمانن تي اچن ۽ انھن جو قصو پورو ٿئي. ان تي ھيءَ آيت نازل ٿي ۽ ٻڌايو ويو ته توھان مسلمانن جي تباھي ۽ بربادي جو انتظار ڪري رھيا آھيو ۽ مسلمان توھان جي سزا ۽ عذاب جو انتظار ڪري رھيا آھن. و ٢١٣ جڏھن خدا جو حڪم ايندو ۽ قيامت قائم ٿيندي.




سورة انبيآء مكي آهي هن ۾ هڪ سؤ ٻارهن آيتون ۽ ست رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١

اِقْتَرَبَ لِلنَّاسِ حِسَابُهُمْ وَهُمْ فِيْ غَفْلَةٍ مُّعْرِضُوْنَ ①

ماڻهن جو حساب ويجهو آهي ۽ اهي غفلت ۾ منهن ڦيريندڙ آهن ف٢.

مَا يَاْتِيْهِمْ مِّنْ ذِكْرٍ مِّنْ رَّبِّهِمْ مُّحْدَثٍ اِلَّا اسْتَمَعُوْهُ وَ

جڏهن انهن جي رب وٽان انهن وٽ ڪا نئين نصيحت اچي ٿي ته ان کي نه ٿا ٻڌن مگر

هُمْ يَلْعَبُوْنَ ② لَاهِيَةً قُلُوْبُهُمْ وَاَسَرُّوا النَّجْوَى الَّذِيْنَ

راند ڪندي ف٣. انهن جون دليون راند جي غفلت ۾ آهن ف٤ ۽ ظالمن پاڻ ۾ مخفي صلاح مشورو

ظَلَمُوْا هَلْ هٰذَآ اِلَّا بَشَرٌ مِّثْلُكُمْ اَفَتَاْتُوْنَ السِّحْرَ وَ اَنْتُمْ

ڪيو ف٥ جو هي ڪير آهي هڪ توهان جهڙو انسان ئي ته آهي. ف٦ ڇا جادو وٽ وڃو ٿا ڏسي

تُبْصِرُوْنَ ③ قٰلَ رَبِّيْ يَعْلَمُ الْقَوْلَ فِي السَّمَآءِ وَ الْاَرْضِ

واٺي. نبي فرمايو منهنجو رب ڄاڻي ٿو آسمان ۽ زمين جي هر ڳالهه کي

وَ هُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ ④ بَلْ قَالُوْٓا اَضْغَاثُ اَحْلَامٍ بَلِ

۽ اهوئي آهي ٻڌندڙ ۽ ڄاڻندڙ. ف٧ بلڪ چيائون پريشان خواب آهن ف٨ بلڪ سندس گهڙيل

افْتَرٰىهُ بَلْ هُوَ شَاعِرٌ فَلْيَاْتِنَا بِاٰيَةٍ كَمَآ اُرْسِلَ الْاَوَّلُوْنَ ⑤

آهي ف٩ بلڪ هيءُ ته شاعر آهي ف١٠ پوءِ اسان وٽ ڪا نشاني آڻي جيئن اڳين کي موڪليو ويو هو. ف١١

مَآ اٰمَنَتْ قَبْلَهُمْ مِّنْ قَرْيَةٍ اَهْلَكْنٰهَا اَفَهُمْ

انهن کان اڳ ۾ ڪنهن به ڳوٺ ايمان نه آندو، جنهن کي اسان هلاڪ ڪيو، پوءِ ڇا اهي ايمان

يُؤْمِنُوْنَ ⑥ وَمَآ اَرْسَلْنَا قَبْلَكَ اِلَّا رِجَالًا نُّوْحِيْٓ اِلَيْهِمْ

آڻيندا. ف١٢ ۽ اسان تو کان اڳ ۾ نه موڪليا مگر مرد جن کي وحي موڪليندا هئاسين ف١٣

فَسْئَلُوْٓا اَهْلَ الذِّكْرِ اِنْ كُنْتُمْ لَا تَعْلَمُوْنَ ⑦ وَمَا جَعَلْنٰهُمْ

انسانو علم وارن کان پڇو جيڪڏهن توهان کي ڄاڻ نه هجي. ف١٤ ۽ اسان انهن کي ف١٥ خالي

منزل ٤

ف١ سورة انبيآء مڪي آهي. هن ۾ ست رڪوع. هڪ سؤ ٻارهن آيتون هڪ هزار هڪ سؤ ڇهاسي ڪلما ۽ چار هزار اٺ سو نوي حرف آهن.

ف٢ يعني عملن جي حساب جو وقت قيامت جو ڏينهن ويجهو اچي ويو ۽ ماڻهو اڃا تائين غفلت ۾ آهن. شان نزول:- هيءَ آيت بعث جي انڪار جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪي مرڻ کان پوءِ زنده ٿيڻ کي نه مڃيندا هئا ۽ قيامت جي ڏينهن کي گذريل زماني جي قريب بڻ ايو ويو، ڇو ته جيترا ڏينهن گذرندا وڃن ٿا اوترو ايندڙ ڏينهن ويجهو ٿيندو وڃي ٿو. ف٣ نه ان مان نصيحت حاصل ڪن نه عبرت حاصل ڪن، نه ايندڙ وقت لاءِ تياري ڪن. ف٤ الله تعالیٰ جي ياد کان غافل آهن. ف٥ ۽ ان جي مخفي ڪرڻ ۾ گهڻو مبالغو ڪيائون مگر الله تعالیٰ سندن راز کولي ڇڏيو ۽ بيان فرمائي ڇڏيو ته اهي نورِ مجسم حضرت محبوب پيغمبر ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن جي متعلق هي چون ٿا. ف٦ اهو ڪفر جو هڪ اصول هو ته جڏهن هيءَ ڳالهه ماڻهن جي ذهن ۾ ويهاري ويندي ته اهي توهان جهڙا بشر آهن ته پوءِ ڪو به ايمان نه آڻيندو. محبوب ڪريم جن جي زمانه اقدس جي ڪافرن اها ڳالهه چئي ۽ ان کي لڪايو، پر اڄ ڪلهه جا ڪي بي خوفا اهو ڪلمو ظاهر ظهور چون ٿا ۽ شرمائن نه ٿا. ڪافران مقولي چوڻ وقت ڄاڻيندا هئا ته سندن ڳالهه ڪنهن جي دل ۾ ڄمندي نه، ڇو ته ماڻهو ڏينهن رات معجزا ڏسن ٿا، اهي ڪهڙي طرح پروسو ڪري سگهندا ته محبوب ڪريم جن اسان وانگر بشر آهن. ان ڪري انهن معجزن کي جادو بڻايو ويو. ف٧ ان کان ڪا به شيءِ لڪي نه ٿي سگهي توڙي ڪيترن ئي پردن ۾ رازن ۾ رکي وئي هجي. انهن جو راز به ان ۾ ظاهر فرمائي ڇڏيائين. ان کان پوءِ قرآن ڪريم کان انهن کي سخت پريشاني ۽ حيراني لڳل هئي ته ان جو ڪهڙي طرح انڪار ڪن. اهو اهڙو معجزو آهي، جنهن سمورن ملڪن جي مايه ناز ماهرن کي عاجز ۽ حيران ڪري ڇڏيو آهي ۽ ان جي ٻن چئن آيتن جي مثل ڪلام ٺاهي نه آڻي سگهيا. ان پريشاني ۾ انهن قرآن ڪريم جي باري ۾ مختلف قسمن جون ڳالهيون چيون، جن جو بيان ايندڙ آيت ۾ آهي. ف٨ انهن کي محبوب پيغمبر ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه واله وسلم، وحي الاهي سمجهي ويا آهن. ڪافرن اهو چئي سوچيو ته اها ڳالهه ته ٺهي نه سگهندي ته پوءِ هاڻ ان کي ڇڏي وري چوڻ لڳا. ف٩ اهو چئي ڪين خيال ٿيو ته ماڻهو چوندا ته جيڪڏهن اهو ڪلام معجزو سائين جن ناهيل آهي ۽ توهان ڪين پنهنجي مثل بشر به چئو ٿا ته پوءِ توهان اهڙو ڪلام پاڻ چوڻ ٿا ناهي سگهو. اهو خيال ڪري ان ڳالهه کي به ڇڏيائون ۽ چوڻ لڳا. ف١٠ ۽ اهو ڪلام شعر آهي. اهڙي طرح اهڙي قسم جون ڳالهيون ناهيندا رهيا، ڪنهن هڪ ڳالهه تي قائم نه رهي سگهيا ۽ باطل ۽ ڪوڙن جو اهوئي حال ٿئي ٿو. هاڻي انهن سمجهيو ته انهن ڳالهين مان ڪا به ڳالهه هلڻ واري نه آهي ته چوڻ لڳا. ف١١ ان جي رد ۽ جواب ۾ الله تعالیٰ فرمائي ٿو. ف١٢ معنیٰ هي آهي ته انهن کان اڳين ماڻهن وٽ جيڪي نشانيون آيون تن تي انهن ايمان نه آندو ۽ وري تڪذيب ڪرڻ لڳا ۽ ان سبب هلاڪ ڪيا ويا، پوءِ ڇا اهي ماڻهو نشاني ڏسي ايمان آڻيندا انهن جي باوجود، جو سندن سرڪشي انهن کان وڌيل آهي. ف١٣ هي انهن جي اڳين ڪلام جو رد آهي ته نبين سڳورن جو بشري صورت ۾ ظهور فرمائڻ نبوت جي منافي ڪو نه آهي، هميشه ائين ئي ٿيندو رهيو آهي. ف١٤ ڇو ته نا واقف کي ان کان حيلولي نه آهي ته واقفڪار کان دريافت ڪري ۽ جهالت جي مرض جو علاج اهوئي آهي ته علم واري (عالم) کان سوال ڪري ۽ ان جي حڪم تي عمل ڪري. مسئلو:- هن آيت مان تقليد جو وجوب ثابت ٿئي ٿو، جي انهن کي سمرازن کان پيٽ جو حڪم ڏنو ويو ته انهن کان دريافت ڪريو ته الله تعالیٰ جا رسول بشري صورت ۾ ظهور فرمائيا هئا يا نه. ان سان توهان جي ترديد جو خاتمو ٿي ويندو. ف١٥ يعني نبين سڳورن کي.

جَسَدًا لَّا يَأْكُلُوْنَ الطَّعَامَ وَمَا كَانُوْا خٰلِدِيْنَ ﴿٨﴾ ثُمَّ

جسم نہ بنايو جو کاڌو نہ کائن ف١٦ ۽ نڪي دُنيا ۾ سدائين رهن. پوءِ

صَدَقْنٰهُمُ الْوَعْدَ فَأَنْجَيْنٰهُمْ وَمَنْ نَّشَآءُ وَأَهْلَكْنَا

اسان انهن سان پنهنجو واعدو سچو ڪري ڏيکاريو ف١٧ پوءِ انهن کي ڇوٽڪارو ڏنوسين ۽ جن کي وڻيوسين ف١٨

الْمُسْرِفِيْنَ ﴿٩﴾ لَقَدْ أَنْزَلْنَآ إِلَيْكُمْ كِتٰبًا فِيْهِ ذِكْرُكُمْ ط

۽ حد لنگهندڙن کي ف١٩ تباهه ڪيوسين. بيشڪ اسان توهان جي طرف ف٢٠ هڪ ڪتاب لاٿو جنهن ۾ توهان جو بيان (ناموري)

أَفَلَا تَعْقِلُوْنَ ﴿١٠﴾ ع وَكَمْ قَصَمْنَا مِنْ قَرْيَةٍ كَانَتْ ظَالِمَةً

آهي ف٢١ پوءِ ڇا توهان کي عقل نہ آهي ف٢٢ ۽ ڪيترائي ڳوٺ اسان تباهه ڪري ڇڏيا جو اهي ظالم هئا ف٢٣

وَّأَنْشَأْنَا بَعْدَهَا قَوْمًا اٰخَرِيْنَ ﴿١١﴾ فَلَمَّآ أَحَسُّوْا بَأْسَنَآ إِذَا هُمْ

۽ انهن کان پوءِ ٻي قوم پيدا ڪئي. پوءِ جڏهن انهن ف٢٤ اسان جو عذاب ڏٺو تڏهن اُهي

مِّنْهَا يَرْكُضُوْنَ ﴿١٢﴾ ط لَا تَرْكُضُوْا وَارْجِعُوْٓا إِلٰى مَآ أُتْرِفْتُمْ فِيْهِ

ان کان ڀڄڻ لڳا ف٢٥. ڀڄو نہ ۽ انهن آسائشن ڏانهن موٽي هلو جيڪي توهان کي ڏنيون ويون هيون

وَمَسٰكِنِكُمْ لَعَلَّكُمْ تُسْـَٔلُوْنَ ﴿١٣﴾ قَالُوْا يٰوَيْلَنَآ إِنَّا كُنَّا ظٰلِمِيْنَ ﴿١٤﴾

۽ پنهنجي جاين ڏي شايد توهان کان پڇا ڳاڇا ٿئي ف٢٦ چوڻ لڳا او اسان جي تباهي! اسان ظالم هئاسين ف٢٧

فَمَا زَالَتْ تِّلْكَ دَعْوٰىهُمْ حَتّٰى جَعَلْنٰهُمْ حَصِيْدًا خٰمِدِيْنَ ﴿١٥﴾

پوءِ اهي ايئن ئي پڪاريندا رهيا، ايستائين جو ڪيو اسان انهن کي لٽيل ڪٽيل ف٢٨ وسامِيل

وَمَا خَلَقْنَا السَّمَآءَ وَالْأَرْضَ وَمَا بَيْنَهُمَا لٰعِبِيْنَ ﴿١٦﴾ لَوْ أَرَدْنَآ

۽ آسمان ۽ زمين ۽ جو ڪجهہ انهن جي وچ ۾ آهي سو اسان بيڪار پيدا نہ ڪيو. ف٢٩ جيڪڏهن اسان

أَنْ نَّتَّخِذَ لَهْوًا لَّاتَّخَذْنٰهُ مِنْ لَّدُنَّآ صلے ق إِنْ كُنَّا فٰعِلِيْنَ ﴿١٧﴾ بَلْ

وندر اختيار ڪرڻ گهرون ها ف٣٠ تہ پاڻ وٽان اختيار ڪيون ها جيڪڏهن اسان کي ڪرڻو هجي ها. ف٣١

نَقْذِفُ بِالْحَقِّ عَلَى الْبَاطِلِ فَيَدْمَغُهٗ فَإِذَا هُوَ زَاهِقٌ ط وَ

بلڪ اسان حق کي باطل تي اڇلايون ٿا تہ اهو ان جو ميڄالو ڪڍي رکندو آهي. تڏهن اهو مٽجي ويندو آهي ف٣٢

لَكُمُ الْوَيْلُ مِمَّا تَصِفُوْنَ ﴿١٨﴾ وَلَهٗ مَنْ فِي السَّمٰوٰتِ وَالْأَرْضِ ط

۽ توهان جي واسطي ويل آهي ف٣٣ انهن ڳالهين سبب جيڪي ٺاهيو ٿا ف٣٤ ۽ انهيءَ جي واسطي آهن جيڪي آسمانن ۽ زمين ۾ آهن ف٣٥

ف١٦ پوءِ انهن تي ڪائڻ پيئڻ جو اعتراض ڪرڻ ۽ هي چوڻ تہ مَالِ هٰذَا الرَّسُوْلِ يَأْكُلُ الطَّعَامَ صرف اجايو آهي. سڀني نبين سڳورن جو اهو ئي حال هو، اهي کائيندا به هئا ۽ پيئندا به هئا. ف١٧ انهن جي دُشمنن کي هلاڪ ڪرڻ ۽ کين ڇوٽڪاري ڏيڻ جو. ف١٨ يعني ايمان وارن کي، جن نبين سڳورن جي تصديق ڪئي. ف١٩ جيڪي نبين سڳورن جي تڪذيب ڪندا هئا. ف٢٠ اي قريشي ٽولو! ف٢١ جيڪڏهن توهان ان تي عمل ڪريو ياهي معنيٰ آهي تہ اهو ڪتاب توهان جي زبان ۾ آهي ياهي تہ ان ۾ توهان جي لاءِ نصيحت آهي ياهي تہ ان ۾ توهان جي دين ۽ دنيوي معاملن ۽ حاجتن جو بيان آهي. ف٢٢ جو ايمان آڻي عزت ڪرامت ۽ سعادت کي حاصل ڪريو. ف٢٣ يعني ڪافر هئا. ف٢٤ يعني انهن ظالمن. ف٢٥ شانِ نزول:- مفسرن ذڪر ڪيو آهي تہ يمن جي سرزمين ۾ هڪ ڳوٺ آهي، جنهن جو نالو حصور آهي، اتان جا رهاڪو عرب هئا. انهن پنهنجي نبي جي تڪذيب ڪئي ۽ کيس قتل ڪيو، تہ پوءِ الله تعالى مٿن بخت نصر کي مسلط ڪيو. ان وري انهن کي قتل ڪيو ۽ گرفتار ڪيو ۽ اهو ان جو عمل جاري رهيو. پوءِ اهي ماڻهو ڳوٺ ڇڏي ڀڳا، تنهن تي ملائڪن کين ٽٽولي طور چيو. (جيڪا ايندڙ آيت ۾ آهي). ف٢٦ تہ توهان تي ڇا گذريو ۽ توهان جا مال ڇا ٿيا تہ پوءِ توهان دريافت ڪرڻ وارن کي پنهنجي علم ۽ مشاهدي سان جواب ڏيئي سگهو. ف٢٧ عذاب ڏسڻ کان پوءِ انهن گناهہ جو اقرار ڪيو ۽ پشيمان ٿيا. ان ڪري اهو اعتراف کين ڪم نہ آيو. ف٢٨ پوک وانگر، جو تلوارن سان ٽڪرا ٽڪرا ڪيا ويا ۽ وسامِيل باهہ وانگر ٿي ويا. ف٢٩ جو انهن مان ڪو فائدو نہ ٿئي، بلڪ ان ۾ اسان جون حڪمتون آهن. خلاصو انهن جو هي آهي تہ اسان جا ٺاهيل انهن مان اسان جي قدرت ۽ حڪمت تي استدلال ڪن ۽ کين اسان جي اوصاف ۽ ڪمال جي معرفت ٿئي. ف٣٠ مثل زال ۽ پٽ جي، جيئن نصراني چون ٿا ۽ اسان جي لاءِ گهرواري ۽ ڏيٺرون ٻڌائن ٿا. جيڪڏهن اهو اسان جي حق ۾ ممڪن هجي ها. ف٣١ ڇو تہ زال ۽ پٽ وارا زال ۽ پٽ پاڻ وٽ رکندا آهن، مگر اسان ان کان پاڪ آهيون اسان جي لاءِ اهو ممڪن ئي نہ آهي. ف٣٢ معنيٰ هي آهي تہ اسان باطلن جي ڪوڙ کي سچي بيان سان مٽائي ڇڏيون ٿا. ف٣٣ اي بيڪار ڪافرو! ف٣٤ شانِ الاهي ۾ جو ان جي لاءِ گهرواري ۽ ٻار بيان ڪريو ٿا. ف٣٥ اهو سڀني جو مالڪ آهي ۽ سڀئي سندس مملوڪ. پوءِ ڪو ان جي لاءِ اولاد ڪيئن ٿي سگهي ٿو، مملوڪ هجڻ ۽ اولاد هجڻ ۾ ضديت آهي.

ع ١٠ ١

وَمَنْ عِنْدَهٗ لَا يَسْتَكْبِرُوْنَ عَنْ عِبَادَتِهٖ وَلَا يَسْتَحْسِرُوْنَ ﴿١٩﴾

۽ جيکي وٽس آهن ف٣٦ سي سندس عبادت کان وڏائي نہ ٿا ڪن ۽ نہ ٿڪجي پوندا آهن.

يُسَبِّحُوْنَ الَّيْلَ وَالنَّهَارَ لَا يَفْتُرُوْنَ ﴿٢٠﴾ اَمِ اتَّخَذُوْٓا اٰلِهَةً

رات ۽ ڏينهن سندس پاڪائي بيان ڪندا آهن ۽ سُستي نہ ڪندا آهن ف٣٧. ڇا انهن زمين مان

مِّنَ الْاَرْضِ هُمْ يُنْشِرُوْنَ ﴿٢١﴾ لَوْ كَانَ فِيْهِمَآ اٰلِهَةٌ اِلَّا

ڪي اهڙا خدا ٺاهيا آهن ف٣٨ جو اهي ڪجهہ پيدا ڪندا آهن ف٣٩ جيڪڏهن آسمان ۽ زمين ۾ الله کان سواءِ ٻيا

اللّٰهُ لَفَسَدَتَا ۚ فَسُبْحٰنَ اللّٰهِ رَبِّ الْعَرْشِ عَمَّا يَصِفُوْنَ ﴿٢٢﴾

خدا هجن ها تہ ضرور اهي ف٤٠ تباهہ ٿي وڃن ها ف٤١ پوءِ پاڪائي آهي الله عرش جي مالڪ جي انهن ڳالهين کان جيڪي اهي ٺاهن ٿا ف٤٢

لَا يُسْـَٔلُ عَمَّا يَفْعَلُ وَهُمْ يُسْـَٔلُوْنَ ﴿٢٣﴾ اَمِ اتَّخَذُوْا مِنْ

ان کان پڇا نہ ٿي ڪري سگهجي سندس ڪم بابت ف٤٣ ۽ انهن سڀني کان سوال ٿيندو ف٤٤ ڇا الله کان سواءِ ٻيا خدا

دُوْنِهٖٓ اٰلِهَةً ۭ قُلْ هَاتُوْا بُرْهَانَكُمْ ۚ هٰذَا ذِكْرُ مَنْ مَّعِيَ

ٺاهيا اٿن، تون فرماءِ ف٤٥ پنهنجو دليل پيش ڪريو ف٤٦ هي قرآن ذڪر آهي مون سان گڏ وارن جو ف٤٧ ۽ مون کان

وَذِكْرُ مَنْ قَبْلِيْ ۭ بَلْ اَكْثَرُهُمْ لَا يَعْلَمُوْنَ ۙ الْحَقَّ

اڳين جو تذڪرو ف٤٨ بلڪ انهن مان گهڻا حق کي نہ ٿا ڄاڻن، پوءِ اهي مُنهن

فَهُمْ مُّعْرِضُوْنَ ﴿٢٤﴾ وَمَآ اَرْسَلْنَا مِنْ قَبْلِكَ مِنْ رَّسُوْلٍ اِلَّا

موڙيندڙ آهن. ف٤٩ ۽ اسان توکان اڳ ۾ ڪو بہ رسول نہ موڪليو مگر هي تہ ان جي طرف اسان وحي ٿي فرمايو

نُوْحِيْٓ اِلَيْهِ اَنَّهٗ لَآ اِلٰهَ اِلَّآ اَنَا فَاعْبُدُوْنِ ﴿٢٥﴾ وَقَالُوا اتَّخَذَ

تہ مون کان سواءِ ڪو بہ معبود نہ آهي پوءِ منهنجي ئي عبادت ڪريو. ڇيائون رحمان، پٽ

الرَّحْمٰنُ وَلَدًا سُبْحٰنَهٗ ۭ بَلْ عِبَادٌ مُّكْرَمُوْنَ ﴿٢٦﴾ لَا يَسْبِقُوْنَهٗ

ورتو آهي ف٥٠ اهو پاڪ آهي ف٥١ بلڪ ٻانها آهن عزت وارا ف٥٢ ڳالهہ ۾ ان کان اڳرائي

بِالْقَوْلِ وَهُمْ بِاَمْرِهٖ يَعْمَلُوْنَ ﴿٢٧﴾ يَعْلَمُ مَا بَيْنَ اَيْدِيْهِمْ وَ

نہ ٿا ڪن ۽ انهيءَ جي حڪم تي ڪاربند هوندا آهن. اهو ڄاڻي ٿو جو ڪجهہ انهن جي اڳيان ۽

مَا خَلْفَهُمْ وَلَا يَشْفَعُوْنَ ۙ اِلَّا لِمَنِ ارْتَضٰى وَهُمْ مِّنْ

جو ڪجهہ انهن جي پٺيان آهي ف٥٣ ۽ شفاعت نہ ڪندا مگر ان جي واسطي جنهن کي اهو پسند فرمائي ف٥٤ ۽ اهي



ف٣٦ سندس مقرب، جن کي سندس ڪرم سان سندس حضور ۾ قرب ۽ منزلت حاصل آهي ف٣٧ هر وقت سندس تسبيح ۾ رهن ٿا. حضرت ڪعب احبار فرمايو تہ ملائڪن جي لاءِ تسبيح ايئن آهي، جيئن بني آدم جي لاءِ ساهہ کڻڻ. ف٣٨ زميني جواهر مان مثل سون، چاندي ۽ پٿر وغيره جي. ف٣٩ ايئن تہ نہ آهي ۽ نہ اهو ٿي سگهي ٿو جو باطل بي جان هجي، اهو ڪنهن کي جان ڏيئي سگهي تہ پوءِ ان کي معبود بنائڻ ۽ الله قرار ڏيڻ ڪيترو ڪليو باطل آهي. الله اهو ئي آهي، جيڪو هر ممڪن تي قادر هجي، جيڪو قادر نہ آهي، سو الله ڪهڙو؟ ف٤٠ آسمان ۽ زمين. ف٤١ ڇو تہ جيڪڏهن خدا مان اهي خدا مُراد ورتا وڃن، جن جي خدائي جا بُت پرست معتقد آهن تہ پوءِ جهان جي فساد جو لزوم ظاهر آهي، ڇو تہ اهي جمادات آهن، تدبير عالم تي اصلاً قدرت نہ ٿا رکن ۽ جيڪڏهن عام سمجهيو وڃي تہ بہ فساد جو لزوم يقيني آهي، ڇو تہ جيڪڏهن بہ خدا فرض ڪيا وڃن تہ ٻن حالتن کان خالي نہ آهن. يا اهي ٻئي متفق ٿيندا يا مختلف. جيڪڏهن هڪ شيءِ تي متفق ٿيا تہ پوءِ لازم ايندو تہ هڪ شيءِ ٻنهي جي مقدور ۾ هجي ۽ ٻنهي جي قدرت کان واقع هجي، اهو محال آهي ۽ جيڪڏهن مختلف ٿيا تہ پوءِ هڪ شيءِ جي متعلق ٻنهي جا ارادا يا گڏ واقع ٿيندا ۽ هڪ ئي وقت ۾ اها موجود ۽ معدوم ٻئي ٿي وينديون يا ٻنهي جا ارادا واقع نہ ٿين ۽ شيءِ نہ موجود هجي، نہ معدوم، يا هڪ جو اراد و واقع ٿئي ۽ ٻئي جو واقع نہ ٿئي. اهي سڀئي صورتون محال آهن. پوءِ ثابت ٿيو تہ فساد هر تقدير تي لازم آهي. توحيد جو هي نهايت مضبوط دليل آهي ۽ ان جون تقريرون تمام تفصيل سان ڪلام جي امامن جي ڪتابن ۾ مذڪور آهن. هتي مختصر طور انهي قدر تي اڪتفا ڪيو ويو (تفسير ڪبير وغيره). ف٤٢ تہ ان جي لاءِ اولاد ۽ شريڪ بنائن ٿا. ف٤٣ ڇو تہ اهو مالڪ حقيقي آهي، جيڪو چاهي ڪري، جنهن کي چاهي عزت ڏئي، جنهن کي چاهي ذلت ڏئي، جنهن کي چاهي نيڪ بختي ڏئي، جنهن کي چاهي بد بخت ڪري. اهو سڀني جو حاڪم آهي، ڪوان جو حاڪم نہ آهي، جيڪو ڪانئس پڇي سگهي. ف٤٤ ڇو تہ سڀئي سندس ٻانها آهن، مملوڪ آهن، سڀني تي سندس فرمانبرداري ۽ اطاعت لازم آهي. هن مان توحيد جو هڪ ٻيو دليل ظاهر ٿئي ٿو. جڏهن سڀئي مملوڪ آهن تہ پوءِ انهن مان ڪو خدا ڪيئن ٿي سگهي ٿو. ان کان پوءِ سوال جي طريقي سان ملامتاً فرمايائين. ف٤٥ اي حبيب! (صلى الله تعالى عليه وسلم) انهن مشرڪن کي تہ توهان پنهنجي ان باطل دعوا تي. ف٤٦ ۽ حجت قائم ڪريو توڙي عقلي هجي يا نقلي. مگر نہ ڪو دليل عقلي آڻي سگهن ٿا جيئن تہ ذڪر ڪيل دليلن مان ظاهر ٿي چڪو ۽ نہ ڪو نقلي دليل پيش ڪري سگهن ٿا، ڇو تہ سڀني آسماني ڪتابن ۾ الله تعالى جي توحيد جو بيان آهي ۽ سڀني ۾ شرڪ کي باطل ڪيو ويو آهي. ف٤٧ گڏ وارن مان مُراد سندن اُمت آهي. قرآن ڪريم ۾ ان جو ذڪر آهي تہ ان کي طاعت تي ڪهڙو ثواب ملندو ۽ نافرماني تي ڪهڙو عذاب ڪيو ويندو. ف٤٨ يعني اڳين نبين سڳورن جي اُمتن جو ۽ ان جو تہ دُنيا ۾ انهن سان ڇا ڇا ڪيو ويو ۽ آخرت ۾ ڇا ڪيو ويندو. ف٤٩ ۽ غور و فڪر نٿا ڪن ۽ نہ ٿا سوچن تہ توحيد تي ايمان آڻڻ انهن جي لاءِ ضروري آهي. ف٥٠ شان نزول: هيءَ آيت خزاعہ جي حق ۾ نازل ٿي، جن ملائڪن کي خدا جون ڌيئرون چيو هو. ف٥١ سندس ذات ان کان پاڪ آهي جو ان جي اولاد هجي. ف٥٢ يعني ملائڪ سندس برگزيده ۽ مڪرم ٻانها آهن. ف٥٣ يعني جيڪي ڪجهہ انهن ڪيو ۽ جيڪي اڳتي ڪندا. ف٥٤ حضرت ابن عباس رضى الله تعالى عنهما فرمايو يعني جيڪو توحيد جو قائل هجي.

خَشْيَتِهٖ مُشْفِقُوْنَ ﴿۲۸﴾ وَمَنْ يَّقُلْ مِنْهُمْ اِنِّيْٓ اِلٰهٌ مِّنْ
ان جي خوف کان ڏڄي رهيا آهن. ۽ انهن مان جيڪو چوي ته مان الله کان سواءِ معبود آهيان

دُوْنِهٖ فَذٰلِكَ نَجْزِيْهِ جَهَنَّمَ ؕ كَذٰلِكَ نَجْزِي الظّٰلِمِيْنَ ﴿۲۹﴾ ع
ف۵۵ پوءِ اسان ان کي جهنم جي سزا ڏينداسي اسان ايئن ئي سزا ڏيندا آهيون ظالمن کي.

اَوَلَمْ يَرَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْٓا اَنَّ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ كَانَتَا
ڇا ڪافرن هي خيال نه ڪيو ته آسمان ۽ زمين بند هئا پوءِ

رَتْقًا فَفَتَقْنٰهُمَا ؕ وَجَعَلْنَا مِنَ الْمَآءِ كُلَّ شَيْءٍ حَيٍّ ؕ
اسان انهن کي کوليو ف۵۶ ۽ اسان هر ساهه واري شيءِ پاڻيءَ مان پيدا ڪئي ف۵۷

اَفَلَا يُؤْمِنُوْنَ ﴿۳۰﴾ وَجَعَلْنَا فِي الْاَرْضِ رَوَاسِيَ اَنْ
ڇا پوءِ اهي ايمان آڻيندا. ۽ زمين ۾ اسان لنگر وڌا ف۵۸ جيئن انهن کي کڻي ڏڪڻ

تَمِيْدَ بِهِمْ ۪ وَجَعَلْنَا فِيْهَا فِجَاجًا سُبُلًا لَّعَلَّهُمْ يَهْتَدُوْنَ ﴿۳۱﴾
نه لڳي ۽ اسان ان ۾ ڪشادا رستا رکيا، متان اهي واٽ لهن. ف۵۹

وَجَعَلْنَا السَّمَآءَ سَقْفًا مَّحْفُوْظًا ۚۖ وَّهُمْ عَنْ اٰيٰتِهَا
۽ اسان آسمان کي ڇت بڻايو حفاظت هيٺ رکيل ف۶۰ ۽ اهي ف۶۱ ان جي نشانين کان منهن

مُعْرِضُوْنَ ﴿۳۲﴾ وَهُوَ الَّذِيْ خَلَقَ الَّيْلَ وَالنَّهَارَ وَالشَّمْسَ
ڦيريندڙ آهن. ف۶۲ ۽ اهوئي آهي جنهن خلقيو رات ف۶۳ ۽ ڏينهن ف۶۴ ۽ سج

وَالْقَمَرَ ؕ كُلٌّ فِيْ فَلَكٍ يَّسْبَحُوْنَ ﴿۳۳﴾ وَمَا جَعَلْنَا لِبَشَرٍ مِّنْ
۽ چنڊ هر هڪ هڪ گهيري ۾ تري رهيو آهي ف۶۵ ۽ اسان توکان اڳ ۾ ڪنهن به انسان جي واسطي دنيا ۾

قَبْلِكَ الْخُلْدَ ؕ اَفَا۟ئِنْ مِّتَّ فَهُمُ الْخٰلِدُوْنَ ﴿۳۴﴾ كُلُّ نَفْسٍ
هميشگي نه رکي ف۶۶ پوءِ ڇا جيڪڏهن توهان انتقال فرمايو ته هي سدائين رهندا ف۶۷ هر ساهه کي

ذَآئِقَةُ الْمَوْتِ ؕ وَنَبْلُوْكُمْ بِالشَّرِّ وَالْخَيْرِ فِتْنَةً ؕ وَاِلَيْنَا
موت جو مزو چکڻو آهي ۽ اسان توهان جو امتحان وٺندا آهيون. برائي ۽ ڀلائي سان ف۶۸ پرکڻ جي واسطي ف۶۹ ۽ اسان جي

تُرْجَعُوْنَ ﴿۳۵﴾ وَاِذَا رَاٰكَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْٓا اِنْ يَّتَّخِذُوْنَكَ اِلَّا
طرف ئي توهان کي موٽڻو آهي ف۷۰ ۽ جڏهن ڪافر توکي ڏسندا آهن ته توکي پيش نه ايندا آهن مگر مسخري

ف۵۵ اهو چوڻ وارو ابليس آهي، جيڪو پنهنجي عبادت جي دعوت ڏئي ٿو. ملائڪن ۾ ٻيو ڪو اهڙو نه آهي، جيڪو اهو ڪلمو چوي. ف۵۶ بند هجڻ يا ته هي آهي ته هڪٻئي سان مليل هوا انهن ۾ جدائي پيدا ڪري انهن کي کوليائين يا هي معنيٰ آهي ته آسمان بند هو هن معنيٰ سان ته ان مان بارش نه ٿيندي هئي. زمين بند هئي هن معنيٰ سان ته ان مان وڻ پيدا نه ٿيندا هئا. پوءِ آسمان جو کولڻ هي آهي ته ان مان برسات وسڻ لڳي ۽ زمين جو کولڻ هي آهي ته ان مان ساوڪ پيدا ٿيڻ لڳي. ف۵۷ يعني پاڻي کي جاندارن جي زندگي جو سبب ڪيرسي ۽ ڪن چيو ان مان نطفو مراد آهي. ف۵۸ مضبوط جبلن جا. ف۵۹ پنهنجن سفرن ۾ ۽ جن جاين جو ارادو ڪن، اتي پهچي سگهن. ف۶۰ ڪرڻ کان. ف۶۱ يعني ڪافر ف۶۲ يعني آسماني ڪائنات سج، چنڊ، تارا ۽ پنهنجن پنهنجن آسمان ۾ انهن جي حرڪتن جي ڪيفيت ۽ پنهنجي پنهنجي مطالعي سان انهن جي طلوع ۽ غروب ۽ انهن جي عجائب احوال، جيڪي جهان جي ڪاريگر جي وجود ۽ ان جي وحدت ۽ ان جي ڪمال قدرت ۽ حڪمت تي دلالت ڪن ٿا، ڪافر انهن سڀني کان منهن موڙين ٿا ۽ انهن دليلن مان فائدو حاصل نه ٿا ڪن. ف۶۳ اونداهي جو ان ۾ آرام ڪن. ف۶۴ روشن جو ان ۾ زندگي جا ڪم سرانجام ڏين. ف۶۵ جهڙي طرح ترندڙ پاڻي ۾. ف۶۶ شان نزول:- حضور پرنور سيد الڪونين محبوب حضرت پيغمبر ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جا دشمن پنهنجي گمراهي ۽ عناد کان چوندا هئا ته اسان زماني جي حوادث جو انتظار ڪري رهيا آهيون. عنقريب اهڙو وقت اچڻ وارو آهي جو (محبوب) سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي وفات ٿي ويندي. ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي ۽ فرمايو ويو ته رسول جي دشمنن جي لاءِ اها ڪا خوشي جي ڳالهه نه آهي. اسان ڪنهن جي (ماڻهو) دنيا ۾ هميشگي نه رکي. ف۶۷ ۽ انهن کي موت جي پنجي کان ڇوٽڪارو ملي ويندو. جڏهن ايئن نه آهي ته پوءِ خوش ڪهڙي ڳالهه تي ٿين ٿا. حقيقت هيءَ آهي ته. ف۶۸ يعني راحت ۽ تڪليف، تندرستي ۽ بيماري، دولت مندي ۽ سچائي ۽ نفعي ۽ نقصان سان. ف۶۹ ته جيئن ظاهر ٿي وڃي ته صبر ۽ شڪر ۾ توهان جو ڇا درجو آهي. ف۷۰ اسان توهان کي توهان جي عملن جي جزا ڏينداسي.

هُزُوًا ۭ اَهٰذَا الَّذِيْ يَذْكُرُ اٰلِهَتَكُمْ ۚ وَهُمْ بِذِكْرِ الرَّحْمٰنِ

سان ٺٺوليون ڪندا آهن. ڇا هي اهو آهي جيڪو توهان جي خدائن کي گهٽ وڌ چوندو آهي؟ ۽ اهي وٽ⁷¹ رحمٰن جي ئي ياد کان

هُمْ كٰفِرُوْنَ ۝ خُلِقَ الْاِنْسَانُ مِنْ عَجَلٍ ۭ سَاُورِيْكُمْ اٰيٰتِيْ

منڪر آهن. وٽ⁷³ انسان کي جلدباز بڻايو ويو هائو مان ترهان کي پنهنجون نشانيون ڏيکاريندس

فَلَا تَسْتَعْجِلُوْنِ ۝ وَيَقُوْلُوْنَ مَتٰى هٰذَا الْوَعْدُ اِنْ كُنْتُمْ

مون کان جلدي طلب نه ڪريو. وٽ⁷⁴ ۽ چون ٿا ڪڏهن ٿيندو اهو واعدو وٽ⁷⁵ جيڪڏهن

صٰدِقِيْنَ ۝ لَوْ يَعْلَمُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا حِيْنَ لَا يَكُفُّوْنَ عَنْ

توهان سچا آهيو. ڪنهن طرح ڄاڻن ها ڪافر ان وقت کي جڏهن نه روڪي سگهندا

وُّجُوْهِهِمُ النَّارَ وَلَا عَنْ ظُهُوْرِهِمْ وَلَا هُمْ يُنْصَرُوْنَ ۝

باهه کي پنهنجي منهن کان وٽ⁷⁶ ۽ نه پنهنجي پٺين کان ۽ نه انهن جي مدد ڪئي ويندي وٽ⁷⁷.

بَلْ تَاْتِيْهِمْ بَغْتَةً فَتَبْهَتُهُمْ فَلَا يَسْتَطِيْعُوْنَ رَدَّهَا

بلڪ اها انهن تي اوچتو ايندي وٽ⁷⁸ پوءِ انهن کي بي حواس ڪري ڇڏيندي پوءِ اهي ان کي هٽائي نه سگهندا

وَلَا هُمْ يُنْظَرُوْنَ ۝ وَلَقَدِ اسْتُهْزِئَ بِرُسُلٍ مِّنْ قَبْلِكَ

۽ انهن کي مهلت ڏني ويندي وٽ⁷⁹ ۽ بيشڪ توکان اڳين رسولن سان مسخري ڪئي وئي وٽ⁸⁰

فَحَاقَ بِالَّذِيْنَ سَخِرُوْا مِنْهُمْ مَّا كَانُوْا بِهٖ يَسْتَهْزِءُوْنَ ۝ ع

پوءِ مسخري ڪندڙن کي سندن مسخري (جي سزا) اچي پهتي. وٽ⁸¹

قُلْ مَنْ يَّكْلَؤُكُمْ بِالَّيْلِ وَالنَّهَارِ مِنَ الرَّحْمٰنِ ۭ بَلْ هُمْ

تون فرماءِ رات ڏينهن توهان جي نگهباني ڪير ٿو ڪري رحمان کان وٽ⁸² بلڪ اهي پنهنجي

عَنْ ذِكْرِ رَبِّهِمْ مُّعْرِضُوْنَ ۝ اَمْ لَهُمْ اٰلِهَةٌ تَمْنَعُهُمْ مِّنْ

رب جي ياد کان منهن ڦيريندڙ آهن وٽ⁸³ ڇا انهن جا ڪي خدا آهن وٽ⁸⁴ جو انهن کي اسان کان بچائيندا آهن

دُوْنِنَا ۭ لَا يَسْتَطِيْعُوْنَ نَصْرَ اَنْفُسِهِمْ وَلَا هُمْ مِّنَّا

وٽ⁸⁵ اهي پنهنجي پاڻ کي ئي نه ٿا بچائي سگهن وٽ⁸⁶ ۽ نه ئي اسان جي طرف کان انهن کي

يُصْحَبُوْنَ ۝ بَلْ مَتَّعْنَا هٰٓؤُلَاۗءِ وَاٰبَاۗءَهُمْ حَتّٰى طَالَ عَلَيْهِمُ

مدد ٿئي. بلڪ اسان انهن کي وٽ⁸⁷ ۽ انهن جي پيءُ ڏاڏن کي نفعو ڏنو وٽ⁸⁸ ايستائين جو انهن تي حياتي



ع ١٢ ٣

وٽ⁷¹ شان نزول:- هي آيت ابوجهل جي حق ۾ نازل ٿي. محبوب ڪريم جن تشريف وٺي ويندا هئا ته اهو ڪين ڏسي کليو ۽ چوڻ لڳو ته هي بني عبد مناف جا نبي آهن ۽ پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي چوڻ لڳا. وٽ⁷² ڪافر.

وٽ⁷³ چون ٿا اسان رحمان کي ڄاڻون ئي نه ٿا. ان جهالت ۽ گمراهي ۾ مبتلا هجڻ جي باوجود سٺن مسخري ڪن ٿا ۽ نه ٿا ڏسن ته کلڻ جي قابل خود انهن جو پنهنجو حال آهي. وٽ⁷⁴ شان نزول:- هي آيت نضر بن حارث جي حق ۾ نازل ٿي جيڪو چوندو هو ته جلد عذاب نازل ڪرايو. هن آيت ۾ فرمايو ويو ته هائي مان توهان کي پنهنجون نشانيون ڏيکاريندس يعني جيڪي واعدا عذاب جا ڏنا ويا آهن. تن جو وقت ويجهو اچي ويو آهي. اهڙي طرح بدر جي ڏينهن اهو منظر انهن جي نظر جي سامهون اچي ويو. وٽ⁷⁵ عذاب جو يا قيامت جو. هي انهن جي جلدي ڪرڻ جو بيان آهي. وٽ⁷⁶ دوزخ جي. وٽ⁷⁷ جيڪڏهن اهي ڄاڻندا هجن ها ته ڪفر تي قائم نه رهن ها ۽ عذاب ۾ جلدي نه ڪن ها. وٽ⁷⁸ قيامت. وٽ⁷⁹ توبهه ۽ معذرت جي. وٽ⁸⁰ اي محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم! وٽ⁸¹ ۽ اهي پنهنجي ٺٺولي ۽ مسخري جي وبال ۽ عذاب ۾ گرفتار ٿيا. هن ۾ حضور محبوب پيغمبر ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي تسلي فرمائي وئي ته سائڻ مسخري ڪرڻ وارن جو به اهو ئي انجام ٿيڻو آهي. وٽ⁸² يعني ان جي عذاب کان. وٽ⁸³ جڏهن ايئن آهي ته انهن کي عذاب الاهي جو ڪهڙو خوف هجي ۽ اهي پنهنجي حفاظت ڪرڻ واري کي ڪهڙو سڃاڻن. وٽ⁸⁴ اسان کان سواءِ سندن خيال ۾. وٽ⁸⁵ ۽ اسان جي عذاب کان محفوظ رکن ٿا. ايئن ته نه آهي ۽ جيڪڏهن اهي پنهنجن بتن جي نسبت اهو اعتقاد رکن ٿا ته پوءِ انهن جو حال هي آهي ته.

وٽ⁸⁶ پنهنجي پوڄيندڙن کي ڇا بچائي سگهندا.

وٽ⁸⁷ يعني ڪافرن کي. وٽ⁸⁸ دنيا ۾ انهن کي نعمت ۽ مهلت ڏني

الْعُمُرُ ۗ اَفَلَا يَرَوْنَ اَنَّا نَاْتِى الْاَرْضَ نَنْقُصُهَا مِنْ اَطْرَافِهَا ۗ

ڏگھي ٿي ف٨٩ ڇا پوءِ نٿا ڏسن جو اسان ف٩٠ زمين کي سندس طرفن کان گھٽائيندا اچون ٿا ف٩١

اَفَهُمُ الْغٰلِبُوْنَ ﴿٤٤﴾ قُلْ اِنَّمَآ اُنْذِرُكُمْ بِالْوَحْىِ ۖ وَلَا يَسْمَعُ الصُّمُّ

پوءِ ڇا اهي غالب ٿيندا ف٩٢. تون فرماءِ مان توهان کي فقط وحي سان ڊيڄاريان ٿو ف٩٣ ۽ ٻوڙا سڏ نه

الدُّعَآءَ اِذَا مَا يُنْذَرُوْنَ ﴿٤٥﴾ وَلَئِنْ مَّسَّتْهُمْ نَفْحَةٌ مِّنْ

ٻڌندا آهن جڏهن ڊيڄاريا وڃن ف٩٤. ۽ جيڪڏهن انهن کي تنهنجي رب جي عذاب جي

عَذَابِ رَبِّكَ لَيَقُوْلُنَّ يٰوَيْلَنَآ اِنَّا كُنَّا ظٰلِمِيْنَ ﴿٤٦﴾ وَنَضَعُ

هوا پهچي ضرور چوندا هاءِ اسان جي بربادي بيشڪ اسان ظالم هئاسين ف٩٥. ۽ اسان انصاف جون

الْمَوَازِيْنَ الْقِسْطَ لِيَوْمِ الْقِيٰمَةِ فَلَا تُظْلَمُ نَفْسٌ شَيْـًٔا ۗ وَ

تارازيون رکنداسين قيامت جي ڏينهن پوءِ ڪنهن ساهه تي ظلم نه ٿيندو ۽

اِنْ كَانَ مِثْقَالَ حَبَّةٍ مِّنْ خَرْدَلٍ اَتَيْنَا بِهَا ۗ وَكَفٰى بِنَا

جيڪڏهن ڪا شيءِ ف٩٦ آهر جي داڻي جي برابر هوندي ته اسان اها آڻينداسين ۽ اسان ڪافي آهيون

حٰسِبِيْنَ ﴿٤٧﴾ وَلَقَدْ اٰتَيْنَا مُوْسٰى وَهٰرُوْنَ الْفُرْقَانَ وَضِيَآءً

حساب جي واسطي. بيشڪ اسان موسىٰ ۽ هارون کي عطا ڪيو فيصلو ڪندڙ ف٩٧ ۽ روشني ف٩٨

وَّذِكْرًا لِّلْمُتَّقِيْنَ ﴿٤٨﴾ الَّذِيْنَ يَخْشَوْنَ رَبَّهُمْ بِالْغَيْبِ وَهُمْ

۽ پرهيزگارن جي واسطي نصيحت ف٩٩. جيڪي اڻ ڏٺي پنهنجي رب کان ڊڄندا آهن ۽ انهن کي

مِّنَ السَّاعَةِ مُشْفِقُوْنَ ﴿٤٩﴾ وَهٰذَا ذِكْرٌ مُّبٰرَكٌ اَنْزَلْنٰهُ ۗ

قيامت جو خوف لڳل آهي. ۽ هيءُ آهي برڪت وارو ذڪر جيڪو اسان لاٿو ف١٠٠

اَفَاَنْتُمْ لَهٗ مُنْكِرُوْنَ ﴿٥٠﴾ وَلَقَدْ اٰتَيْنَآ اِبْرٰهِيْمَ رُشْدَهٗ

پوءِ ڇا توهان ان جا منڪر آهيو. ۽ بيشڪ اسان ابراهيم کي ف١٠١ اڳي کان ئي سندس چڱي راهه عطا

مِنْ قَبْلُ وَكُنَّا بِهٖ عٰلِمِيْنَ ﴿٥١﴾ اِذْ قَالَ لِاَبِيْهِ وَقَوْمِهٖ مَا

ڪري ڇڏي ۽ اسان ان کان باخبر هئاسين ف١٠٢. جڏهن ان پنهنجي پيءُ ۽ قوم کي چيو ته هي

هٰذِهِ التَّمَاثِيْلُ الَّتِىْٓ اَنْتُمْ لَهَا عٰكِفُوْنَ ﴿٥٢﴾ قَالُوْا

مورتيون ڇا آهن ف١٠٣ جن جي اڳيان توهان جھڪي رهيا آهيو ف١٠٤ چيائون

ف٨٩ ۽ اهي ان ڪري ته ڪجهه غرور ۾ اچي ويا ۽ انهن گمان ڪيو ته اهي سدائين اهڙا ئي رهندا. ف٩٠ ڪفرستان جي. ف٩١ روز بروز مسلمانن کي ان تي تسلط ڏيئي رهيا آهيون ۽ هڪ شهر کان پوءِ ٻيو شهر فتح ٿيندو هلندو اچي رهيو آهي. اسلام جون حدون وڌي رهيون آهن ۽ ڪفر جي سرزمين گھٽبي اچي ٿي ۽ مڪه مڪرمه جي پاسن تي مسلمانن جو تسلط ٿيندو وڃي ٿو ڇا مشرڪ جيڪي عذاب ڪرڻ ۾ جلدي ڪن ٿا، ان کي نٿا ڏسن ۽ عبرت حاصل نٿا ڪن. ف٩٢ جن جي قبضي مان زمين گھٽجي گھٽجي نڪرندي وڃي ٿي يا محبوب رسول ڪريم صلي الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن ۽ سندن صحابه ڪرام جيڪي الله تعالىٰ جي فضل ۽ ٻاجھ سان فتح تي فتح حاصل ڪري رهيا آهن ۽ انهن جا قبضا گھٽجي گھٽجي وڌندا وڃن ٿا. ف٩٣ ۽ عذاب الاهي جو انهي جي طرف کان خوف ڏياريان ٿو. ف٩٤ يعني ڪافر هدايت ڪرڻ واري ۽ خوف ڏيارڻ واري جي ڪلام مان فائدي نه حاصل ڪرڻ ۾ ٻوڙن وانگر آهن. ف٩٥ نبي سڳوري جي ڳالهه کي نه مڃيو هئي متان ايمان نه آندو هئي. ف٩٦ عملن مان. ف٩٧ يعني توريت عطا ڪئي سين، جيڪو حق ۽ باطل ۾ فرق ڪرڻ وارو آهي. ف٩٨ يعني روشني آهي جو ان سان ڇوٽڪاري جي واٽ معلوم ٿئي ٿي. ف٩٩ جنهن سان اهي نصيحت قبول ڪن ٿا ۽ ديني امور جو علم حاصل ڪن ٿا. ف١٠٠ پنهنجي حبيب محمد مصطفىٰ صلي الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن تي يعني قرآن پاڪ ڪثير الخير آهي ۽ ايمان آڻڻ وارن جي لاءِ ان ۾ وڏيون برڪتون آهن. ف١٠١ سندس ابتدائي عمر ۾ بالغ ٿيڻ کان. ف١٠٢ جو اهو هدايت ۽ نبوت جو حقدار آهي ف١٠٣ يعني بت جيڪي جاندارن پکين ۽ انسانن جي صورتن جا ٺهيل آهن. ف١٠٤ ۽ انهن جي عبادت ۾ مشغول آهيو.

ع ٥ ٤

وَجَدْنَآ اٰبَآءَنَا لَهَا عٰبِدِيْنَ ﴿٥٣﴾ قَالَ لَقَدْ كُنْتُمْ اَنْتُمْ

۽ اسان پنهنجن ابن ڏاڏن کي انهن جي پوڄا ڪندي ڏٺو هو ف۱۰۵ چيائين بيشڪ توهان ۽ توهان جا

وَاٰبَآؤُكُمْ فِيْ ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ ﴿٥٤﴾ قَالُوْٓا اَجِئْتَنَا بِالْحَقِّ اَمْ اَنْتَ

ابا ڏاڏا سمورا کليل گمراهي ۾ آهيو. چيائون ڇا تو اسان وٽ حق آندو آهي يا تون

مِنَ اللّٰعِبِيْنَ ﴿٥٥﴾ قَالَ بَلْ رَّبُّكُمْ رَبُّ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ

ايئن ئي کيڏين ٿو ف۱۰۶ چيائين بلڪ توهان جو رب اهو آهي جيڪو رب آهي آسمانن ۽ زمين جو

الَّذِيْ فَطَرَهُنَّ ۖ وَاَنَا عَلٰى ذٰلِكُمْ مِّنَ الشّٰهِدِيْنَ ﴿٥٦﴾ وَتَاللّٰهِ

جنهن انهن کي پيدا ڪيو ۽ مان ان تي شاهدن مان آهيان. ۽ مون کي الله جو قسم آهي

لَاَكِيْدَنَّ اَصْنَامَكُمْ بَعْدَ اَنْ تُوَلُّوْا مُدْبِرِيْنَ ﴿٥٧﴾ فَجَعَلَهُمْ

مان توهان جي بُتن جي خلاف سازش سٽيندس بعد ان جي جو توهان ڦرو پٺي ڏيئي ڪري ف۱۰۷ پوءِ انهن سڀني کي

جُذٰذًا اِلَّا كَبِيْرًا لَّهُمْ لَعَلَّهُمْ اِلَيْهِ يَرْجِعُوْنَ ﴿٥٨﴾ قَالُوْا مَنْ

ٽڪرا ڪري ڇڏيائين مگر انهن مان وڏي کي ف۱۰۹ جو اهي شايد ان کان ڪجهه پڇن ف۱۱۰. چوڻ لڳا هيءَ حرڪت

فَعَلَ هٰذَا بِاٰلِهَتِنَآ اِنَّهٗ لَمِنَ الظّٰلِمِيْنَ ﴿٥٩﴾ قَالُوْا سَمِعْنَا

ڪنهن ڪئي اسان جي خدائن سان، بيشڪ اهو ظالم آهي. انهن مان ڪن چيو اسان هڪ جوان کي

فَتًى يَّذْكُرُهُمْ يُقَالُ لَهٗٓ اِبْرٰهِيْمُ ﴿٦٠﴾ قَالُوْا فَاْتُوْا بِهٖ عَلٰٓى

انهن کي گهٽ وڌ ڳالهائيندي ٻڌو آهي انهي جو نالو آهي ابراهيم ف۱۱۱ چيائون پوءِ ان کي ماڻهن جي اکيان

اَعْيُنِ النَّاسِ لَعَلَّهُمْ يَشْهَدُوْنَ ﴿٦١﴾ قَالُوْٓا ءَاَنْتَ فَعَلْتَ هٰذَا

آڻيو شايد اهي شاهدي ڏين ف۱۱۲ چيائون ڇا تو اسان جي خدائن سان هيءُ ڪم ڪيو

بِاٰلِهَتِنَا يٰٓاِبْرٰهِيْمُ ﴿٦٢﴾ قَالَ بَلْ فَعَلَهٗ ۖ كَبِيْرُهُمْ هٰذَا فَسْئَلُوْهُمْ

آهي اي ابراهيم ف۱۱۳ فرمايائين بلڪ انهن جي هن وڏي ڪيو هوندو ف۱۱۴ پوءِ انهن کان پڇو

اِنْ كَانُوْا يَنْطِقُوْنَ ﴿٦٣﴾ فَرَجَعُوْٓا اِلٰٓى اَنْفُسِهِمْ فَقَالُوْٓا اِنَّكُمْ اَنْتُمُ

جيڪڏهن ڳالهائيندا هجن ف۱۱۵ پوءِ پنهنجي دل ۾ سوچيائون ف۱۱۶ ۽ چيائون بيشڪ توهان ظالم

الظّٰلِمُوْنَ ﴿٦٤﴾ ثُمَّ نُكِسُوْا عَلٰى رُءُوْسِهِمْ ۚ لَقَدْ عَلِمْتَ مَا هٰٓؤُلَآءِ

آهيو ف۱۱۷ پوءِ پنهنجي مٿن ڀر اونڌا ڪيا ويا ف۱۱۸ جو تو کي خوب معلوم آهي، هي



ف۱۰۵ پوءِ اسان به انهن جي پيروي ۾ ايئن ئي ڪرڻ لڳاسين. ف۱۰۶ جڏهن ته انهن کي پنهنجي طريقي جو گمراهي هجڻ تمام ڀري معلوم ٿيندو هو ۽ ان جو انڪار ڪرڻ هي وڏي ڳالهه ڄاڻيندا هئا ان ڪري انهن حضرت ابراهيم عليه السلام کي هي چيو ته ڇا توهان اها ڳالهه واقعي طور تي اسان کي ٻڌائي رهيا آهيو يا راند جي طريقي سان فرمايو ٿا. ان جي جواب ۾ پاڻ حضرت ملڪ علام جي ربوبيت جو اثبات فرمائي ظاهر فرمائي ڇڏيو ته توهان راند جي طريقي تي ڪلام فرمائڻ وارا نه آهيو. بلڪ حق جو اظهار فرمايو ٿا. اهڙي طرح پاڻ. ف۱۰۷ انهن جي ميلي کي. واقعو هي آهي ته ان قوم جو ساليانو هڪ ميلو لڳندو هو، جهنگ ۾ ويندا هئا ۽ شام تائين اتي راند روند ۾ مشغول رهندا هئا، واپسي جي وقت بُت خاني ۾ ايندا هئا ۽ بُتن جي پوڄا ڪندا هئا. ان کان پوءِ پنهنجي گهرن ڏانهن واپس ويندا هئا. جڏهن حضرت ابراهيم عليه السلام انهن جي هڪ جماعت سان بُتن جي متعلق مناظرو ڪيو ته انهن ماڻهن چيو ته سڀاڻي اسان جي عيد آهي، توهان اوڏانهن هلو، ڏسو ته اسان جي دين ۽ طريقي ۾ ڇا بهار آهي ۽ ڪهڙا لطف اچن ٿا. جڏهن اهو ميلو جو ڏينهن آيو ۽ کين ميلي ۾ هلڻ لاءِ چيو ويو ته پاڻ عذر ڪري رهجي ويا. اهي ماڻهو روانا ٿي ويا. جڏهن انهن جا باقي عاجز ۽ ڪمزور ماڻهو، جيڪي آهستي آهستي وڃي رهيا هئا، لنگهيا، ته ڏهن پاڻ فرمايائين ته مان توهان جي بُتن جي بُرائي چاهيندس. اُن کي ڪن ماڻهن ٻڌو ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام بُت خاني جي طرف ڦريو. ف۱۰۸ يعني بُتن کي پڄي. ف۱۰۹ ڇڏي ته نائين ۽ واهولران جي ڪلهي تي رکي ڇڏيائين. ف۱۱۰ يعني وڏي بُت کان ته انهن ننڍن بُتن جو ڪهڙو حال آهي. اهي ڪيئن ٽٽا ۽ واهولو تهنجي ڪنڌ تي ڇو رکيل آهي ۽ انهن کي ان جو عجز ظاهر ٿئي ۽ انهن کي هوش اچي ته اهڙا عاجز خدا نه ٿا ٿي سگهن يا هي معنيٰ آهي ته اهي حضرت ابراهيم عليه السلام کان معلوم ڪن ۽ کين حجت قائم ڪرڻ جو موقعو ملي. اهڙي طرح جڏهن قوم جا ماڻهو شام جو واپس ٿيا ۽ بُت خاني ۾ پهتا ته انهن ڏٺو ته بُت ڀڳا پيا آهن. ف۱۱۱ اها خبر نمرود ظالم ۽ ان جي اميرن کي پهتي ته. ف۱۱۲ ته اهو حضرت ابراهيم عليه السلام جو ئي ڪم آهي يا ان کان بُتن جي نسبت اهڙو ڪلام ٻڌو ويو آهي. مطلب هي هو ته شاهدي قائم ٿئي ته اهي سندس پريان ٿين. اهڙي طرح نبي سڳوري کي گهرايو ويو ۽ انهن ماڻهن. ف۱۱۳ پاڻ ان جو ڪجهه به جواب نه ڏنائين ۽ مناظرانه شان کان تعريض جي طور تي هڪ عجيب ۽ غريب حُجت قائم ڪيائين. ف۱۱۴ هن غصي کان ته انجي هوندي توهان ان جي ننڍن کي پوڄيو ٿا. ان جي ڪلهي تي واهولي هجڻ سان اهڙوئي قياس ڪري سگهجي ٿو ۽ مون کان ڇا پڇڻو آهي. ف۱۱۵ اهي پاڻ ٻڌائن ته انهن سان اهو ڪنهن ڪيو. مطلب هي هو ته قوم غور ڪري ته جيڪو ڳالهائي نه ٿو سگهي، جيڪو ڪجهه ڪري نه ٿو سگهي، سو خدا نه ٿو ٿي سگهي. ان جي خدائي جو اعتقاد باطل آهي. اهڙي طرح پاڻ هي فرمايائين. ف۱۱۶ ۽ سمجهيا ته حضرت ابراهيم عليه السلام حق تي آهي. ف۱۱۷ جو اهڙن مجبورن ۽ بي اختيارن کي پوڄيو ٿا، جيڪي پنهنجي ڪلهي تان واهولو نه ٿا لاهي سگهن، اهي پنهنجي پوڄارين کي مصيبت کان ڪيئن بچائي سگهن ۽ ان جي ڪهڙي ڪم اچي سگهن. ف۱۱۸ ۽ سچي ڪلمي چوڻ کان پوءِ. پوءِ انهن جي بد بختي انهن جي مٿن تي سوار ٿي ۽ اهي ڪفر جي طرف موٽيا ۽ باطل مباحثو ۽ جنگ شروع ڪيائون ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام کي چوڻ لڳا.

يَنطِقُونَ ﴿٦٥﴾ قَالَ اَفَتَعْبُدُونَ مِن دُونِ اللّٰهِ مَا لَا يَنفَعُكُمْ

ڳالهائيندا نه آهن ف١١٩ چيائين پوءِ ڇا الله کانسواءِ اهڙي جي پوڄا ڪيو ٿا جيڪو نه توهان کي نفعو ڏئي ف١٢٠ ۽

شَيْـًٔا وَّلَا يَضُرُّكُمْ ﴿٦٦﴾ اُفٍّ لَّكُمْ وَلِمَا تَعْبُدُونَ مِن دُونِ اللّٰهِ

نه نقصان پهچائي ف١٢١ تف هجي توهان تي ۽ توهان جي بُتن تي جن کي الله کان سواءِ پوڄيندا آهيو

اَفَلَا تَعْقِلُونَ ﴿٦٧﴾ قَالُوا حَرِّقُوهُ وَانصُرُوا اٰلِهَتَكُمْ اِن كُنتُمْ

پوءِ ڇا توهان کي عقل نه آهي ف١٢٢ چيائون ان کي ساڙيو ۽ پنهنجي خدائن جي مدد ڪريو جيڪڏهن توهان کي

فٰعِلِينَ ﴿٦٨﴾ قُلْنَا يٰنَارُ كُونِي بَرْدًا وَّسَلٰمًا عَلٰٓى اِبْرٰهِيمَ ﴿٦٩﴾ وَ

ڪجهه ڪرڻو آهي ف١٢٣ اسان فرمايو اي باه ٿي وڃ ٿڌي ۽ سلامتي واري ابراهيم تي ف١٢٤ ۽ انهن

اَرَادُوا بِهٖ كَيْدًا فَجَعَلْنٰهُمُ الْاَخْسَرِينَ ﴿٧٠﴾ وَنَجَّيْنٰهُ وَلُوطًا

هن جي بُرائي سوچي پوءِ اسان انهن کي سڀني کان وڌيڪ نقصان وارو ڪيو ف١٢٥ ۽ اسان ان کي ۽ لوط کي ف١٢٦

اِلَى الْاَرْضِ الَّتِي بٰرَكْنَا فِيهَا لِلْعٰلَمِينَ ﴿٧١﴾ وَوَهَبْنَا لَهٗٓ اِسْحٰقَ

ڇوٽڪارو بخشيو ف١٢٧ ان زمين جي طرف ف١٢٨ جنهن ۾ اسان جهان وارن لاءِ برڪت رکي ف١٢٩ ۽ اسان ان کي اسحاق عطا فرمايو ف١٣٠

وَيَعْقُوبَ نَافِلَةً وَكُلًّا جَعَلْنَا صٰلِحِينَ ﴿٧٢﴾ وَجَعَلْنٰهُمْ اَئِمَّةً

۽ يعقوب پوٽو ۽ اسان انهن سمورن کي خاص قرب جي لائق فرمايو ۽ اسان انهن کي امام ڪيو

يَّهْدُونَ بِاَمْرِنَا وَاَوْحَيْنَآ اِلَيْهِمْ فِعْلَ الْخَيْرٰتِ وَاِقَامَ الصَّلٰوةِ

ف١٣١ جو اسان جي حڪم سان واٽ ڏيکارين ٿا ۽ اسان انهن ڏانهن وحي موڪلي چڱا ڪم ڪرڻ ۽ نماز قائم رکڻ

وَاِيتَآءَ الزَّكٰوةِ وَكَانُوا لَنَا عٰبِدِينَ ﴿٧٣﴾ وَلُوطًا اٰتَيْنٰهُ حُكْمًا

۽ زڪواة ڏيڻ بابت ۽ اهي اسان جي بندگي ڪندڙ هئا ۽ لوط کي اسان حڪومت ۽

وَّعِلْمًا وَّنَجَّيْنٰهُ مِنَ الْقَرْيَةِ الَّتِي كَانَت تَّعْمَلُ الْخَبٰٓئِثَ

علم عطا ڪيو ۽ اسان کيس نجات ڏني انهيءَ ڳوٺ کان جتي گندا ڪم ٿيندا هئا ف١٣٢

اِنَّهُمْ كَانُوا قَوْمَ سَوْءٍ فٰسِقِينَ ﴿٧٤﴾ وَاَدْخَلْنٰهُ فِي رَحْمَتِنَا اِنَّهٗ

بيشڪ اهي ماڻهو بُرا ۽ بي فرمان هئا ۽ ان کي اسان ف١٣٣ پنهنجي رحمت ۾ داخل ڪيو بيشڪ اهو

مِنَ الصّٰلِحِينَ ﴿٧٥﴾ وَنُوحًا اِذْ نَادٰى مِن قَبْلُ فَاسْتَجَبْنَا لَهٗ

اسان جي خاص قرب جي لائقن مان آهي ۽ نوح کي جڏهن ان کان اڳي هن اسان کي پڪاريو ته اسان سندس دعا

ع ٥ ٢٥ ٥



ف١١٩ پوءِ اسان انهن کان ڪيئن پڇون ۽ اي ابراهيم! تون اسان کي انهن کان پڇڻ جو ڪيئن حڪم ڏئين ٿو. ف١٢٠ جيڪڏهن ان کي پوڄيو. ف١٢١ جيڪڏهن انهن جو پوڄڻ بند ڪريو. ف١٢٢ جو ايترو به سمجهي سگهو ته اهي بُت پوڄڻ جي قابل نه آهن. جڏهن حجت پوري ٿي ويئي ۽ اُهي ماڻهو جواب ڪان عاجز آيا ته. ف١٢٣ نمرود ۽ سندس قوم حضرت ابراهيم عليه السلام کي ساڙڻ تي متفق ٿي ويئي ۽ انهن کيس هڪ جاءِ ۾ قيد ڪري ڇڏيو ۽ ڪُرِيءَ ڪوٺي ۾ هڪ عمارت ٺهرايائون ۽ هڪ مهيني تائين پوري ڪوشش سان هر قسم جون ڪاٺيون گڏ ڪيائون ۽ هڪ وڏي بلم باه ٻاريائون ۽ جنهن جي تپش سان هوا ۾ پرواز ڪرڻ وارا پکي به سڙي ويندا هُئا ۽ هڪ منجنيق ( ڦيڻگهه ) ٺاهيائون ۽ کيس ٻڌي ان ۾ رکي باه ۾ اڇلايائون. ان وقت سندس زبان مبارڪ تي حَسْبِيَ اللّٰهُ وَنِعْمَ الْوَكِيلُ هو. جبرئيل عليه السلام کيس عرض ڪيو ته ڇا ڪجهه ڪم آهي. پاڻ فرمايائين تو سان نه آهي. جبرئيل امين عرض ڪيو ته پوءِ پنهنجي رب کان سوال ڪريو. فرمايائين سوال ڪرڻ کان ان جو منهنجي حال کي ڄاڻڻ منهنجي لاءِ ڪفايت ڪري ٿو. ف١٢٤ پوءِ باه سندس رسي کان سواءِ ٻيو ڪجهه نه ساڙيو ۽ باه جي گرمي زائل ٿي ويئي ۽ روشني باقي رهي. ف١٢٥ جو ان جي مُراد پوري نه ٿي ۽ ڪوشش ناڪام رهي ۽ الله تعالیٰ ان قوم تي مڇر موڪليا، جيڪي انهن جو گوشت کائي ويا ۽ رت پي ويا ۽ هڪ مڇر نمرود جي دماغ ۾ هليو ويو ۽ ان جي هلاڪت جو سبب ٿيو. ف١٢٦ جيڪو ان جو ڀائٽيو سندس ڀاءُ هاران جو فرزند هو ۽ نمرود ۽ ان جي قوم کان. ف١٢٧ ۽ عراق کان. ف١٢٨ روانو ڪيو سين. ف١٢٩ هن زمين مان شام جي زمين مُراد آهي. ان جي برڪت هي آهي ته هتي گهڻائي سان نبي سڳورا ٿيا ۽ پوري جهان ۾ سندن ديني برڪتون پهتيون ۽ سرسبزي ۽ ساوڪ جي اعتبار سان به هي ٻين ٽڪرن تي فوقيت رکڻ وارو آهي. هتي گهڻائي سان نهرون آهن پاڻي پاڪ ۽ خوشگوار آهي. وڻ ۽ ميون جي ڪثرت آهي. حضرت ابراهيم عليه السلام فلسطين مقام ۾ نزول فرمايو ۽ حضرت لوط عليه السلام مؤتفڪه ۾. ف١٣٠ ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام الله تعالیٰ کان پٽ جي دعا گهري هئي. ف١٣١ ماڻهن کي اسان جي دين جي طرف. ف١٣٢ ان ڳوٺ جو نالو سدوم هو. ف١٣٣ يعني حضرت لوط عليه السلام کي.

فَنَجَّيْنٰهُ وَاَهْلَهٗ مِنَ الْكَرْبِ الْعَظِيْمِ ﴿٧٦﴾ وَنَصَرْنٰهُ مِنَ

قبول فرمائي ۽ کيس ۽ سندس گهروارن کي وڏي سختي کان نجات ڏني ف۱۳۴ ۽ اسان کيس مدد ڏني انهن ماڻهن تي

الْقَوْمِ الَّذِيْنَ كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا ط اِنَّهُمْ كَانُوْا قَوْمَ سَوْءٍ فَاَغْرَقْنٰهُمْ

جن اسان جي آيتن کي ڪوڙو سمجهيو، بيشڪ اهي بُرا ماڻهو هئا پوءِ اسان انهن سمورن

اَجْمَعِيْنَ ﴿٧٧﴾ وَدَاوٗدَ وَسُلَيْمٰنَ اِذْ يَحْكُمٰنِ فِى الْحَرْثِ اِذْ

کي ٻوڙيو ۽ داؤد ۽ سليمان کي ياد ڪريو جڏهن کيتي جرهڪ فيصلو ڪري رهيا هئا جڏهن

نَفَشَتْ فِيْهِ غَنَمُ الْقَوْمِ ۚ وَكُنَّا لِحُكْمِهِمْ شٰهِدِيْنَ ﴿٧٨﴾

رات جو ان ۾ ڪن ماڻهن جون ٻڪريون ڇڙيون پيون ف۱۳۵ ۽ اسان انهن جي فيصلي جي وقت حاضر هئاسي.

فَفَهَّمْنٰهَا سُلَيْمٰنَ ۚ وَكُلًّا اٰتَيْنَا حُكْمًا وَّعِلْمًا ۫ وَّسَخَّرْنَا مَعَ

اسان اهو معاملو سليمان کي سمجهائي ڇڏيو ف۱۳۶ ۽ ٻنهي کي حڪومت ۽ علم عطا ڪيو ف۱۳۷ ۽ داؤد سان جبل

دَاوٗدَ الْجِبَالَ يُسَبِّحْنَ وَالطَّيْرَ ط وَكُنَّا فٰعِلِيْنَ ﴿٧٩﴾ وَعَلَّمْنٰهُ

مسخر (تابع) ڪري ڇڏيا جو تسبيح پڙهندا هئا ۽ پکي ف۱۳۸ ۽ اهي اسان جا ڪم هئا. ۽ اسان ان کي

صَنْعَةَ لَبُوْسٍ لَّكُمْ لِتُحْصِنَكُمْ مِّنْۢ بَاْسِكُمْ ۚ فَهَلْ اَنْتُمْ

توهان جي هڪ پوشاڪ ٺاهڻ جو طريقو سيکاريو جو توهان کي توهان جي تڪليف کان بچائي ف۱۳۹ پوءِ ڇا توهان

شٰكِرُوْنَ ﴿٨٠﴾ وَلِسُلَيْمٰنَ الرِّيْحَ عَاصِفَةً تَجْرِىْ بِاَمْرِهٖۤ اِلَى

شڪر ڪندؤ. ۽ سليمان جي واسطي تيز هوا تابع ڪئي سي جوان جي حڪم سان هلندي هئي ۽ ان

الْاَرْضِ الَّتِىْ بٰرَكْنَا فِيْهَا ط وَكُنَّا بِكُلِّ شَىْءٍ عٰلِمِيْنَ ﴿٨١﴾ وَ

زمين جي طرف جنهن ۾ اسان برڪت رکي ف۱۴۰ ۽ اسان کي هر شيءِ معلوم آهي. ۽ شيطانن

مِنَ الشَّيٰطِيْنِ مَنْ يَّغُوْصُوْنَ لَهٗ وَيَعْمَلُوْنَ عَمَلًا دُوْنَ

مان اهي جيڪي ان جي واسطي ٽٻي هڻندا هئا ف۱۴۱ ۽ ان کان سواءِ ٻيا ڪم ڪندا هئا

ذٰلِكَ ۚ وَكُنَّا لَهُمْ حٰفِظِيْنَ ﴿٨٢﴾ وَاَيُّوْبَ اِذْ نَادٰى رَبَّهٗۤ اَنِّىْ

ف۱۴۲ ۽ اسان انهن کي روڪيندڙ هئاسين ف۱۴۳ ۽ ايوب کي (ياد ڪريو) جڏهن ان پنهنجي رب کي پڪاريو ف۱۴۴ ته

مَسَّنِىَ الضُّرُّ وَاَنْتَ اَرْحَمُ الرّٰحِمِيْنَ ﴿٨٣﴾ فَاسْتَجَبْنَا لَهٗ فَكَشَفْنَا

مون کي تڪليف پهتي آهي ۽ تون سمورن مهربانن کان وڌيڪ مهربان آهين. پوءِ اسان ان جي دعا ٻڌي پوءِ اسان



ف۱۳۴ يعني طوفان کان ۽ سرڪشي وارن جي تڪذيب کان ف۱۳۵ انهن سان گڏ ڪو چارڻ وارو نه هو ۽ اهي پوک کائي ويون. اهو مقدمو حضرت داؤد عليه السلام جي اڳيان پيش ٿيو. پاڻ تجويز ڏنائين ته ٻڪريون پوک واري کي ڏنيون وڃن. ٻڪرين جي قيمت پوک جي نقصان جيتري هئي. ف۱۳۶ حضرت سليمان عليه السلام جي اڳيان اهو معاملو پيش ٿيو، تڏهن پاڻ فرمايائين ته فريقين جي لاءِ ان کان وڌيڪ آساني جي شڪل به ٿي سگهي ٿي. ان وقت سڳوري جي عمر شريف يارهن سال هئي حضرت داؤد عليه السلام مٿس لازم ڪيو ته اها صورت بيان فرمائي. حضرت سليمان عليه السلام هي تجويز پيش ڪئي ته ٻڪرين وارو پوک ڪري، جيستائين پوک ان حالت تي نه پهچي جنهن حالت ۾ ٻڪرين کاڌي آهي، ان وقت تائين پوک وارو ٻڪرين مان کير وغيره جو نفعو حاصل ڪري ۽ پوک ان حالت تي پهچي وڃڻ کان پوءِ پوک واري کي پوک ڏني وڃي. ٻڪرين واري کي سندس ٻڪريون واپس ڪيون وڃن. اها تجويز حضرت داؤد عليه السلام پسند فرمائي. ان معاملي ۾ اهي ٻئي حڪم اجتهادي هئا ۽ ان شريعت جي مطابق هئا. اسان جي شريعت ۾ هي حڪم آهي ته جيڪڏهن چارڻ وارو ساڻ نه هجي ته پوءِ جانور جيڪي نقصان ڪري، ان جو پري ڏيڻ لازم نه آهي. مجاهد جو قول آهي ته حضرت داؤد عليه السلام جيڪو فيصلو ڪيو هو، سو ان مسئلي جو حڪم هو ۽ حضرت سليمان عليه السلام جيڪا تجويز فرمائي اها صلح جي صورت هئي. ف۱۳۷ اجتهاد جي سببن ۽ احڪام جي طريقن وغيره جو. مسئلو:- جن عالمن کي اجتهاد جي اهليت حاصل هجي، انهن کي هنن امورن ۾ اجتهاد جو حق آهي، جن ۾ اهي ڪتاب ۽ سنت جو حڪم نه لهن ۽ جيڪڏهن اجتهاد ۾ خطا به ٿي وڃي ته به ان تي پڪڙ نه آهي. بخاري ۽ مسلم جي حديث آهي ته حضور پُرنور محبوب تاجدارِ مدينه سيد عالم صلى الله عليه وآله وسلم جن فرمايو جڏهن حڪم ڪرڻ وارو اجتهاد سان حڪم ڪري ۽ ان حڪم ۾ درستي لهڻ وارو ٿئي ته ان جي لاءِ ٻه اجر آهن ۽ جيڪڏهن اجتهاد ۾ خطا واقع ٿي وڃي ته هڪ اجر. ف۱۳۸ پٿر ۽ پکي ساڻس گڏ سندس موافقت ۾ تسبيح چوندا هئا. ف۱۳۹ يعني جنگ ۾ دشمن جي مقابلي لاءِ ڪم اچي ۽ اها زره آهي جيڪا سڀ کان اڳ ۾ زره ٺاهڻ وارو حضرت داؤد عليه السلام آهي. ف۱۴۰ ان زمين مان مُراد شام آهي، جيڪو سندس رهائش جو هنڌ هو. ف۱۴۱ درياءَ جي ارنهائي ۾ داخل ٿي ڪري سمنڊ جي تري مان سندس لاءِ جواهر ڪڍي آڻيندا هئا. ف۱۴۲ عجيب عجيب صنعتون، عمارتون، محلاتون، ٽامي ۽ شيشي جون شيون، صابڻ وغيره ٺاهڻ. ف۱۴۳ ته سندس حڪم کان ٻاهر نه ٿين. ف۱۴۴ يعني پنهنجي رب کان دعا گهريائين. حضرت ايوب عليه السلام، حضرت اسحاق عليه السلام جي اولاد مان آهي. الله تعالىٰ کيس هر قسم جون نعمتون عطا فرمايون آهن، سهڻي صورت به، گهڻي اولاد به، گهڻو مال به، الله تعالىٰ کيس آزمائش ۾ وڌو ۽ سندس فرزند ۽ اولاد جاءِ جي ڪرڻ سان دٻجي مري ويا، سمورا جانور، جنهن ۾ هزارين اُٺ، هزارين ٻڪريون هيون، سڀ مري ويا. سموريون پوکون ۽ باغ برباد ٿي ويا. ڪجهه باقي نه رهيو ۽ جڏهن کيس انهن شين جي هلاڪ ٿيڻ ۽ ضايع ٿيڻ جي خبر ڏني ويندي هئي، تڏهن پاڻ الله تعالىٰ جو حمد بجا آڻيندو هو ۽ فرمائيندو هو منهنجو ڇا آهي، جنهن جو هو ان ورتو. جيستائين مون کي ڏنائين ۽ مون وٽ رهيو، ان جو شڪر ئي ادا ٿي نه سگهندو هو، مان ان جي مرضي تي راضي آهيان. پوءِ پاڻ بيمارين ۾ ٿيو، ساري جسم شريف ۾ ڦرڦوليون پيدا ٿيون. سارو جسم مبارڪ زخمن سان ڀرجي ويو. سڀني ماڻهن ڇڏي ڏنو سواءِ سندس گهرواري جي، جيڪا سندس خدمت ڪندي رهي ۽ اها حالت گهڻا سال رهي. آخرڪار اهڙو سبب پيش آيو جو پاڻ بارگاهِ ايزدي ۾ دعا گهريائين.

مَا بِهٖ مِنْ ضُرٍّ وَّاٰتَیْنٰهُ اَهْلَهٗ وَ مِثْلَهُمْ مَّعَهُمْ رَحْمَةً

تاري ڇڏي جا تڪليف ان کي هئي ف١٤٥ ۽ اسان کين ان جا گهر وارا ۽ ان سان گڏ ايترا ئي ٻيا عطا ڪيا

مِّنْ عِنْدِنَا وَ ذِكْرٰى لِلْعٰبِدِیْنَ ﴿٨٤﴾ وَ اِسْمٰعِیْلَ وَ اِدْرِیْسَ وَ ذَا

ف١٤٦ پاڻ وٽان مهرباني فرمائي ۽ عبادت ڪندڙن جي واسطي نصيحت ف١٤٧ ۽ اسماعيل ۽ ادريس

الْكِفْلِ ؕ كُلٌّ مِّنَ الصّٰبِرِیْنَ ﴿٨٥﴾ۚۖ وَ اَدْخَلْنٰهُمْ فِیْ رَحْمَتِنَا ؕ

۽ ذوالڪفل کي (ياد ڪريو) اهي سمورا صبر وارا هئا ف١٤٨ ۽ انهن کي اسان پنهنجي رحمت ۾ داخل ڪيو

اِنَّهُمْ مِّنَ الصّٰلِحِیْنَ ﴿٨٦﴾ وَ ذَا النُّوْنِ اِذْ ذَّهَبَ مُغَاضِبًا فَظَنَّ

بيشڪ اهي اسان جي خاص قرب جي لائق مان آهن ۽ ذوالنون کي (ياد ڪريو) ف١٤٩ جڏهن هلي ويو سختي ڪاوڙجي ف١٥٠ پوءِ گمان ڪيائين ته

اَنْ لَّنْ نَّقْدِرَ عَلَیْهِ فَنَادٰى فِی الظُّلُمٰتِ اَنْ لَّاۤ اِلٰهَ اِلَّاۤ اَنْتَ

اسان ان تي ڪڏهن به تنگي نه ڪنداسين ف١٥١ پوءِ اوندهين ۾ پڪاري رهيا ته ڪو معبود نه آهي توکان سواءِ

سُبْحٰنَكَ ﱪ اِنِّیْ كُنْتُ مِنَ الظّٰلِمِیْنَ ﴿٨٧﴾ فَاسْتَجَبْنَا لَهٗ ۙ وَ نَجَّیْنٰهُ

تنهنجي پاڪائي آهي بيشڪ مون کان بيجا (ڪم) ٿيو ف١٥٣ پوءِ اسان ان جي پڪار ٻڌي ورتي ۽ ان کي غم کان نجات

مِنَ الْغَمِّ ؕ وَ كَذٰلِكَ نُـْۨجِی الْمُؤْمِنِیْنَ ﴿٨٨﴾ وَ زَكَرِیَّاۤ اِذْ نَادٰى رَبَّهٗ

بخشي ف١٥٤ ۽ ايئن ئي نجات ڏينداسين مسلمانن کي ف١٥٥ ۽ زڪريا کي جڏهن ان پنهنجي رب کي پڪاريو

رَبِّ لَا تَذَرْنِیْ فَرْدًا وَّ اَنْتَ خَیْرُ الْوٰرِثِیْنَ ﴿٨٩﴾ۚۖ فَاسْتَجَبْنَا لَهٗ ۫

اي منهنجا رب مون کي اڪيلو نه ڇڏ ف١٥٦ ۽ تون سڀ کان بهتر وارث آهين ف١٥٧ پوءِ اسان ان جي دعا قبول ڪئي

وَ وَهَبْنَا لَهٗ یَحْیٰى وَ اَصْلَحْنَا لَهٗ زَوْجَهٗ ؕ اِنَّهُمْ كَانُوْا یُسٰرِعُوْنَ

۽ ان کي ف١٥٨ يحيیٰ عطا فرمايو ۽ ان جي واسطي ان جي بيبي سنواري سين ف١٥٩ بيشڪ اهي ف١٦٠ چڱن ڪمن ۾ جلدي

فِی الْخَیْرٰتِ وَ یَدْعُوْنَنَا رَغَبًا وَّ رَهَبًا ؕ وَ كَانُوْا لَنَا خٰشِعِیْنَ ﴿٩٠﴾

ڪندا هئا ۽ اسان کي پڪاريندا هئا اميد ۽ خوف سان ۽ اسان جي دربار ۾ گريو ۽ زاري ڪندا آهن.

وَ الَّتِیْۤ اَحْصَنَتْ فَرْجَهَا فَنَفَخْنَا فِیْهَا مِنْ رُّوْحِنَا وَ جَعَلْنٰهَا

۽ ان عورت کي جنهن پنهنجي پاڪدامني محفوظ رکي ف١٦١ پوءِ اسان ان ۾ پنهنجو روح ڦوڪيو ف١٦٢ ۽ ان کي ۽ ان جي پٽ کي

وَ ابْنَهَاۤ اٰیَةً لِّلْعٰلَمِیْنَ ﴿٩١﴾ اِنَّ هٰذِهٖۤ اُمَّتُكُمْ اُمَّةً وَّاحِدَةً ۖﺯ وَّ اَنَا

سموري جهان جي واسطي نشاني بڻايو ف١٦٣ بيشڪ توهان جو هيءُ دين هڪڙو ئي دين آهي ف١٦٤ ۽ مان توهان جو



ف١٤٥ هن طرح ته حضرت ايوب عليه السلام کي فرمايو ته توهان زمين ۾ پير هڻو. ان پير هڻڻ سان هڪ چشمو ظاهر ٿيو. حڪم ڏنو ويو ته ان مان غسل ڪريو، غسل ڪيائين ته ظاهر بدن جون سموريون بياريون ختم ٿي ويون. وري پاڻ چاليهه قدم اڳتي هليو، وري ٻيهر زمين ۾ پير هڻڻ جو حڪم ٿيو. وري پاڻ پير هڻيائين، ان سان به هڪ چشمو ظاهر ٿيو، جنهن جو پاڻي تمام ٿڌو هو، پاڻ الله جي حڪم سان پيتائين، ان سان وري اندر جون سموريون بياريون ختم ٿي ويون ۽ ڪيس اعلیٰ درجي جي صحت حاصل ٿي. ف١٤٦ حضرت ابن مسعود ۽ حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهم ۽ گهڻن مفسرن فرمايو ته الله تعالیٰ سندس سموري اولاد کي زنده فرمائي ڇڏيو ۽ ڪيس اوترو ئي اولاد عنايت ڪيائين. حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما جي ٻي روايت ۾ آهي ته الله تعالیٰ سندس بيبيءَ صاحب کي ٻيهر جواني عطا فرمائي ۽ سندس گهڻو اولاد ٿيو. ف١٤٧ ته اهي ان واقعي مان مصيبتن تي صبر ڪرڻ ۽ ان جي گهڻي ثواب کان باخبر ٿين ۽ صبر ڪن ۽ ثواب حاصل ڪن. ف١٤٨ جو انهن محنتن، مصيبتن ۽ عبادتن جي تڪليفن تي صبر ڪيو. ف١٤٩ يعني حضرت يونس ابن متیٰ کي. ف١٥٠ پنهنجي قوم کان جنهن سندس دعوت قبول نه ڪئي هئي ۽ نصيحت نه مڃي هئي ۽ ڪفر تي قائم رهي هئي. پاڻ گمان ڪيائين ته اها هجرت سندس لاءِ جائز آهي ڇو ته ان جو سبب صرف ڪفر ۽ ڪفر وارن سان بغض ۽ الله تعالیٰ جي لاءِ غضب ڪرڻ آهي پر پاڻ ان هجرت ۾ حڪم الاهيءَ جو انتظار نه ڪيائين. ف١٥١ پوءِ الله تعالیٰ کيس مڇيءَ جي پيٽ ۾ وڌو. ف١٥٢ ڪيترن قسمن جون اونداهيون هيون، درياءَ جي اونداهي، رات جي اونداهي، مڇيءَ جي پيٽ جي اونداهي انهن اونداهين ۾ حضرت يونس عليه السلام پنهنجي پروردگار کان هن طرح دعا گهري ته. ف١٥٣ جو مان پنهنجيءَ قوم کان تنهنجي حڪم ملڻ کان اڳ جدا ٿيس. حديث شريف ۾ آهي ته جيڪو مصيبت وارو بارگاهِ الاهي ۾ انهن ڪلمن سان دعا گهري ته الله تعالیٰ ان جي دعا قبول فرمائي ٿو. ف١٥٤ مڇي کي حڪم ڏنو سين ته ان حضرت يونس عليه السلام کي درياءَ جي ڪناري تي پهچائي ڇڏيو. ف١٥٥ مصيبتن ۽ تڪليفن کان. جڏهن اهي اسان کي فرياد ڪن ۽ دعا گهرن. ف١٥٦ يعني بي اولاد بلڪ وارث عطا فرماءِ. ف١٥٧ خلق جي فنا کان پوءِ باقي رهڻ وارو. مطلب هي آهي ته جيڪڏهن تون مون کي وارث نه ڏين، پوءِ به ڪو غم نه آهي، ڇو ته تون چڱو وارث آهين. ف١٥٨ نيڪ بخت پٽ. ف١٥٩ جيڪا سنڍ هئي، ان کي ولادت جي قابل ڪيوسي. ف١٦٠ يعني ذڪر ڪيل نبي سڳورا. ف١٦١ پوري طور تي جو ڪنهن به طرح ڪو بشر ان جي پاڪدامني کي ڇهي نه سگهيو. ان مان حضرت مريم مراد آهي. ف١٦٢ ۽ ان جي پيٽ ۾ حضرت عيسیٰ کي پيدا ڪيوسي. ف١٦٣ پنهنجي ڪمال قدرت جي، جو حضرت عيسیٰ کي ان جي پيٽ مان بغير پيءُ جي پيدا ڪيوسي. ف١٦٤ دينِ اسلام، اهوئي سمورن نبين سڳورن جو دين آهي. ان کان سواءِ جيترا به دين آهن، سي سڀ باطل آهن. سڀني کي انهيءَ دين تي قائم رهڻ لازم آهي.

رَبُّكُمْ فَاعْبُدُوْنِ ﴿٩٢﴾ وَتَقَطَّعُوْٓا اَمْرَهُمْ بَيْنَهُمْ ۭ كُلٌّ اِلَيْنَا رٰجِعُوْنَ ﴿٩٣﴾ ع

رب آهيان ف١٦٥ پوءِ منهنجي عبادت ڪريو ۽ ٻين پنهنجا ڪم پاڻ ۾ ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيا ف١٦٦ سڀئي اسان ڏانهن موٽڻ وارا آهن.

فَمَنْ يَّعْمَلْ مِنَ الصّٰلِحٰتِ وَهُوَ مُؤْمِنٌ فَلَا كُفْرَانَ لِسَعْيِهٖ ۚ

پوءِ جيڪو ڪي چڱا ڪم ڪري ۽ هجي ايمان وارو ته ان جي ڪوشش جي بي قدري نه ٿيندي

وَاِنَّا لَهٗ كٰتِبُوْنَ ﴿٩٤﴾ وَحَرٰمٌ عَلٰي قَرْيَةٍ اَهْلَكْنٰهَآ اَنَّهُمْ لَا يَرْجِعُوْنَ ﴿٩٥﴾

۽ اسان ان کي لکي رهيا آهيون ۽ حرام آهي ورري موٽڻ ان ڳوٺ تي جنهن کي اسان تباهه ڪيو. ف١٦٨

حَتّٰٓي اِذَا فُتِحَتْ يَاْجُوْجُ وَمَاْجُوْجُ وَهُمْ مِّنْ كُلِّ حَدَبٍ

ايستائين جو جڏهن کوليا ويندا ياجوج ماجوج ف١٦٩ ۽ اهي هر بلندي کان ڊوڙندا هوندا.

يَّنْسِلُوْنَ ﴿٩٦﴾ وَاقْتَرَبَ الْوَعْدُ الْحَقُّ فَاِذَا هِيَ شَاخِصَةٌ اَبْصَارُ

۽ قريب آهي سچو واعدو ف١٧٠ پوءِ تڏهن اکيون کليل رهجي وينديون

الَّذِيْنَ كَفَرُوْا ۭ يٰوَيْلَنَا قَدْ كُنَّا فِيْ غَفْلَةٍ مِّنْ هٰذَا بَلْ كُنَّا

ڪافرن جون ف١٧١ چوهاءِ اسان جي بربادي بيشڪ اسان ف١٧٢ ان کان غفلت ۾ هياسين بلڪ اسان ظالم

ظٰلِمِيْنَ ﴿٩٧﴾ اِنَّكُمْ وَمَا تَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ حَصَبُ

هياسين ف١٧٣ بيشڪ توهان ف١٧٤ ۽ جو ڪجهه الله کان سواءِ پوڄيو ٿا ف١٧٥ سڀ جهنم جو ٻارڻ آهيو

جَهَنَّمَ ۭ اَنْتُمْ لَهَا وٰرِدُوْنَ ﴿٩٨﴾ لَوْ كَانَ هٰٓؤُلَاۗءِ اٰلِهَةً مَّا وَرَدُوْهَا ۭ

توهان کي ان ۾ وڃڻو آهي جيڪڏهن اهي ف١٧٦ خدا هجن ها ته جهنم ۾ نه وڃن ها ۽ انهن سڀني کي

وَكُلٌّ فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ﴿٩٩﴾ لَهُمْ فِيْهَا زَفِيْرٌ وَّهُمْ فِيْهَا لَا يَسْمَعُوْنَ ﴿١٠٠﴾

سدائين ان ۾ رهڻو آهي ف١٧٧ اهي ان ۾ رڙيون ڪندا ف١٧٨ ۽ ان ۾ ڪجهه به نه ٻڌي سگهندا ف١٧٩.

اِنَّ الَّذِيْنَ سَبَقَتْ لَهُمْ مِّنَّا الْحُسْنٰٓى ۙ اُولٰۗىِٕكَ عَنْهَا

بيشڪ اهي جن جي واسطي اسان جي پاران جو واعدو ٿي چڪو آهي سي جهنم کان پري رکيا ويا آهن ف١٨٠

مُبْعَدُوْنَ ﴿١٠١﴾ لَا يَسْمَعُوْنَ حَسِيْسَهَا ۚ وَهُمْ فِيْ مَا اشْتَهَتْ اَنْفُسُهُمْ

اهي ان جي ڀڻڪ به نه ٻڌندا ف١٨١ ۽ اهي پنهنجي دل پسند خواهشن ۾ ف١٨٢ سدائين

خٰلِدُوْنَ ﴿١٠٢﴾ ۚ لَا يَحْزُنُهُمُ الْفَزَعُ الْاَكْبَرُ وَتَتَلَقّٰىهُمُ الْمَلٰۗىِٕكَةُ ۭ

رهندا. انهن کي غم ۾ نه وجهندي اها سڀ کان وڏي گهٻراهٽ ف١٨٣ ۽ فرشتا انهن جي استقبال لاءِ ايندا ف١٨٤



ف١٦٥ نه مون کان سواءِ ٻيو ڪو رب، نه منهنجي دين کان سواءِ ٻيو ڪو دين. ف١٦٦ يعني دين ۾ اختلاف ڪيائون ۽ ٽولا ٽولا ٿي ويا. ف١٦٧ اسان انهن کي سندن عملن جي جزا ڏينداسون. ف١٦٨ دنيا جي طرف عملن جي بدلي ۽ احوال جي عيوض جي لاءِ يعني هن ڪري جو انهن جو واپس اچڻ ناممڪن آهي. مفسرن هن جي هي معنيٰ ڪئي آهي ته جنهن ڳوٺ وارن کي اسان هلاڪ ڪيو انهن جو شرڪ ۽ ڪفر کان واپس اچڻ محال آهي. هي معنيٰ هن تقدير تي آهي جڏهن لَا کي زائده قرار ڏنو وڃي ۽ جيڪڏهن لَا زائده نه هجي ته پوءِ معنيٰ هي ٿيندي ته آخرت جي گهر ۾ انهن جو حياتي جي طرف نه موٽڻ ناممڪن آهي. هن ۾ بعث جي انڪارين جو ابطال آهي ۽ مٿي جيڪو كُلٌّ اِلَيْنَا رٰجِعُوْنَ ۽ لَا كُفْرَانَ لِسَعْيِهٖ فرمايو ويو ان جي تاڪيد آهي (تفسير ڪبير وغيره). ف١٦٩ قيامت جي ويجهو ۽ ياجوج ۽ ماجوج ٻن قبيلن جا نالا آهن. ف١٧٠ يعني قيامت. ف١٧١ ان ڏينهن جي خوف کان ۽ دهشت کان ۽ چوندا. ف١٧٢ دنيا جي اندر. ف١٧٣ جو رسولن جي ڳالهه نه مڃيندا هئاسي ۽ انهن کي ڪوڙو چوندا هئاسي. ف١٧٤ اي مشرڪو! ف١٧٥ يعني توهان جا بت. ف١٧٦ بت، جيئن توهان جو گمان آهي. ف١٧٧ بتن کي به ۽ انهن جي پوڄڻ وارن کي به. ف١٧٨ ۽ عذاب جي سختي کان رڙيون ڪندا ۽ هاءِ گهوڙا ڪندا. ف١٧٩ جهنم جي جوش جي سختي جي سبب کان. حضرت ابن مسعود رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو جڏهن جهنم ۾ اهي ماڻهو رهجي ويندا جن کي هميشه ان ۾ رهڻو آهي ته پوءِ اهي باهه جي تابوت ۾ بند ڪيا ويندا، اهي تابوت ٻين تابوتن ۾، وري اهي تابوت ٽين تابوتن ۾ ۽ انهن تابوتن تي باهه جون ميخون جڙيون وينديون ته پوءِ اهي ڪجهه به نه ٻڌندا ۽ نه ڪو انهن ۾ ڪنهن کي ڏسندا. ف١٨٠ هن ۾ ايمان وارن جي لاءِ خوشخبري آهي. حضرت علي المرتضيٰ ڪرم الله تعاليٰ وجهه الڪريم هي آيت پڙهي فرمايو ته مان انهن مان آهيان ۽ ابوبڪر، عمر، عثمان، طلحه، زبير، سعد، عبدالرحمان بن عوف رضي الله تعاليٰ عنهم. شان نزول:- حضور پُرنور سيد پيغمبر ڪريم محبوب عظيم صلي الله تعاليٰ عليه واٰله وسلم جن هڪ ڏينهن ڪعبه معظمه ۾ داخل ٿيا ته ان وقت قريش جا سردار حطيم ۾ موجود هئا ۽ ڪعبه شريف جي چوگرد ٽي سؤ سٺ بت هئا. نضر بن حارث محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه واٰله وسلم جن جي اڳيان آيو ۽ ساڻن ڪلام ڪرڻ لڳو. محبوب ڪريم جن کيس جواب ڏيئي ماٺ فرمايائون ۽ هي آيت تلاوت فرمايائون اِنَّكُمْ وَمَا تَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ حَصَبُ جَهَنَّمَ ته توهان ۽ جيڪي ڪجهه الله تعاليٰ کان سواءِ پوڄيو ٿا، سڀ جهنم جو ٻارڻ آهن. اهو فرمائي محبوب ڪريم جن تشريف وٺي آيا. وري عبدالله بن زبعري سهمي آيو ۽ ان کي وليد بن مغيره ان گفتگو جي خبر ڏني. چوڻ لڳو ته خدا جو قسم! مان هجان ها ته ساڻن بحث ڪريان ها. ان تي ماڻهن حضور محبوب رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وسلم جن کي سڏايو. ابن زبعري هي چوڻ لڳو ته توهان هي فرمايو آهي ته توهان ۽ جيڪي ڪجهه الله تعاليٰ کان سواءِ توهان پوڄيو ٿا، سڀ جهنم جو ٻارڻ آهن. محبوب ڪريم جن فرمايو ته هائو. چوڻ لڳو يهودي ته حضرت عزير کي پوڄن ٿا ۽ نصاريٰ حضرت عيسيٰ کي پوڄن ٿا ۽ بني مليح ملائڪن کي پوڄن ٿا. ان تي الله تعاليٰ هي آيت نازل فرمائي ۽ هي بيان فرمائي ڇڏيو ته حضرت عزير، عيسيٰ ۽ ملائڪ اهي آهن، جن لاءِ ڀلائي جو واعدو ٿي چڪو ۽ اهي جهنم کان پري رکيا ويا آهن ۽ حضور پُرنور محبوب پيغمبر ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه واٰله وسلم جن فرمايو ته يهودي ۽ نصاريٰ وغيره شيطان جي پوڄا ڪن ٿا. انهن جواب کان پوءِ ان کي دم هڻڻ جي طاقت نه رهي ۽ اهو ماٺ ٿي ويو ۽ حقيقت ۾ ان جو اعتراض ڪمال بغض کان هو ڇو ته جنهن آيت تي اُن اعتراض ڪيو، ان ۾ مَا تَعْبُدُوْنَ آهي ۽ مَا عربي ٻولي ۾ غير عقل وارن جي لاءِ ڳالهائي ويندي آهي. اُن اها ڄاڻي ته زبان تي اعتراض ڪيو. اهو اعتراض وارن جي نگاهن ۾ کليل باطل هو مگر وڌيڪ بيان جي لاءِ هن آيت ۾ وضاحت فرمائي ويئي. ف١٨١ ۽ ان جي جوش جو آواز به انهن تائين نه پهچندو. اهي جنت جي منزلن ۾ آرام فرمائيندڙ هوندا. ف١٨٢ خداوندي نعمتن ۽ ڪرامتن ۾. ف١٨٣ يعني آخري ڦوڪ. ف١٨٤ قبرن مان نڪرندي وقت مبارڪون ڏيندي تهنيت پيش ڪندي ۽ هي چوندي.

هٰذَا يَوْمُكُمُ الَّذِيْ كُنْتُمْ تُوْعَدُوْنَ ﴿١٠٣﴾ يَوْمَ نَطْوِي السَّمَآءَ

جو هيءُ آهي توهان جي واعدي جو ڏينهن. جنهن ڏينهن اسان آسمان کي ويڙهينداسين

كَطَيِّ السِّجِلِّ لِلْكُتُبِ ؕ كَمَا بَدَاْنَاۤ اَوَّلَ خَلْقٍ نُّعِيْدُهٗ ؕ وَعْدًا

جيئن سجل ملائڪ عمل نامي کي ويڙهيندو آهي جيئن اڳي ان کي نه هيو ها اهڙو ئي وري ان کي ڪري ڇڏينداسين ١٨٦

عَلَيْنَا ؕ اِنَّا كُنَّا فٰعِلِيْنَ ﴿١٠٤﴾ وَلَقَدْ كَتَبْنَا فِي الزَّبُوْرِ مِنْ بَعْدِ

هي واعدو آهي اسان جي ذمي جيڪو اسان کي ضروري ڪرڻو آهي. ۽ بيشڪ اسان زبور ۾ نصيحت کان بعد

الذِّكْرِ اَنَّ الْاَرْضَ يَرِثُهَا عِبَادِيَ الصّٰلِحُوْنَ ﴿١٠٥﴾ اِنَّ فِيْ

لکي ڇڏيو ته هن زمين جا وارث منهنجا نيڪ ٻانها ٿيندا. ١٨٧ بيشڪ هيءُ قرآن

هٰذَا لَبَلٰغًا لِّقَوْمٍ عٰبِدِيْنَ ﴿١٠٦﴾ ؕ وَمَاۤ اَرْسَلْنٰكَ اِلَّا رَحْمَةً

ڪافي آهي عبادت ڪندڙن جي واسطي. ١٨٨ ۽ اسان توکي نه موڪليو مگر رحمت سموري

لِّلْعٰلَمِيْنَ ﴿١٠٧﴾ قُلْ اِنَّمَا يُوْحٰۤى اِلَيَّ اَنَّمَاۤ اِلٰهُكُمْ اِلٰهٌ وَّاحِدٌ ۚ

جهان جي واسطي ١٨٩. تون فرماءِ مون کي ته فقط اهو وحي ٿو ٿئي ته توهان جو خدا نه آهي مگر هڪ الله

فَهَلْ اَنْتُمْ مُّسْلِمُوْنَ ﴿١٠٨﴾ فَاِنْ تَوَلَّوْا فَقُلْ اٰذَنْتُكُمْ عَلٰى

پوءِ ڇا توهان مسلمان ٿيو ٿا. پوءِ جيڪڏهن اهي منهن ڦيرين ١٩٠ ته تون فرماءِ مان توهان کي لڙائي

سَوَآءٍ ؕ وَاِنْ اَدْرِيْۤ اَقَرِيْبٌ اَمْ بَعِيْدٌ مَّا تُوْعَدُوْنَ ﴿١٠٩﴾ اِنَّهٗ

جي چيلنج ڏني برابريءَ ۾ مان ڇا ڄاڻان ١٩١ ته ويجهو آهي يا پري اهو جنهن جو توهان کي واعدو ڏنو وڃي ٿو ١٩٢

يَعْلَمُ الْجَهْرَ مِنَ الْقَوْلِ وَيَعْلَمُ مَا تَكْتُمُوْنَ ﴿١١٠﴾ وَاِنْ

بيشڪ الله ڄاڻي ٿو ظاهر ڳالهه ١٩٣ ۽ ڄاڻي ٿو جيڪي توهان لڪايو ٿا ١٩٤. ۽ مان ڇا ڄاڻان

اَدْرِيْ لَعَلَّهٗ فِتْنَةٌ لَّكُمْ وَمَتَاعٌ اِلٰى حِيْنٍ ﴿١١١﴾ قٰلَ

شايد اها ١٩٥ توهان جي پرک هجي ١٩٦ ۽ هڪ وقت تائين نفعو ڏيڻ ١٩٧. نبي عرض ڪيو ته

رَبِّ احْكُمْ بِالْحَقِّ ؕ وَرَبُّنَا الرَّحْمٰنُ الْمُسْتَعَانُ عَلٰى

اي منهنجا رب برحق فيصلو فرمائي ڇڏ ١٩٨ ۽ اسان جي رب رحمٰن جي ئي مدد درڪار آهي انهن ڳالهين تي

مَا تَصِفُوْنَ ﴿١١٢﴾ ع

جيڪي توهان ٻڌايو ٿا ١٩٩.



ف ١٨٥ جيڪو عملن جو ڪاتب آهي. ماڻهوءَ جي موت جي وقت ان جي. ف ١٨٦ يعني اسان جيئن پهريائين عدم مان نه هيو هو ائين ئي وري معدوم ڪرڻ کان پوءِ پيدا ڪنداسون يا هي معنيٰ آهي ته جيئن ماءُ جي پيٽ مان اگهاڙو اڻطهريل پيدا ڪيو هيو سين ائين ئي مرڻ کان پوءِ اٿاريندا سون. ف ١٨٧ هن زمين مان مُراد جنت جي زمين آهي ۽ حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته ڪافرن جون زمينون مُراد آهن، جن کي مسلمان فتح ڪندا ۽ هڪ قول هي آهي ته شام جي زمين مراد آهي. ف ١٨٨ ته جيڪو ان جي تابعداري ڪري ۽ ان مطابق عمل ڪري، جنت لهي ۽ مُراد کي پهچي ۽ عبادت وارن مان مؤمن مُراد آهن ۽ هڪ قول هي آهي ته اُمت محمديہ مُراد آهي، جيڪي پنج ئي نمازون پڙهن ٿا، رمضان جا روزا رکن ٿا، حج ڪن ٿا. ف ١٨٩ ڪو به هجي، جن هجي يا انسان، مؤمن هجي يا ڪافر. حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته محبوبن ڪريمن جو رحمت هجڻ عام آهي ايمان واري جي لاءِ به ۽ ان جي لاءِ به جنهن ايمان نه آندو. مؤمن جي لاءِ ته پاڻ ڪريم جن دنيا ۽ آخرت ٻنهي ۾ رحمت آهن جو پاڻ سڳورن جي ڪري عذاب ۾ دير ٿي ۽ خسف يعني ۾ ڌسڻ مسخ (شڪل بدلجي وڃڻ) ۽ استيصال (تباهه ڪرڻ) جا عذاب ختم ڪيا ويا. تفسير روح البيان ۾ هن آيت جي تفسير ۾ اڪابر جو هي قول نقل ڪيل آهي ته آيت جي معنيٰ هي آهي ته اسان توهان کي نه موڪليو مگر رحمت مطلقه تامه ڪامله شامله جامعه محيطه سيني مقيدات رحمت غيبيہ، شهادت علميہ، عينيہ، وجوديہ، شهوديہ، سابقہ ۽ لاحقہ وغيره ذالڪ تي. سيني جهانن جي لاءِ عالم ارواح هجن يا عالم اجسام، عقلمند هجن يا غير عقل وارا ۽ جيڪو سيني جهانن جي لاءِ رحمت هجي. لازم آهي ته اهو ساري جهان کان افضل هجي. ف ١٩٠ ۽ اسلام نه آڻڻ. ف ١٩١ خدا جي ٻڌائڻ کان سواءِ يعني اها ڳالهه عقل ۽ قياس سان ڄاڻڻ جي نه آهي. هتي درايت جي نفي فرمائي وئي. درايت چئبو آهي اندازي ۽ قياس سان ڄاڻڻ کي جيئن مفردات راغب ۽ ردالمحتار ۾ آهي. انهي ڪري الله تعالىٰ جي واسطي لفظ درايت استعمال نه ٿو ڪيو وڃي ۽ قرآن ڪريم جا اطلاق ان تي دلالت ڪن ٿا. جيئن فرمايو اٿس مَا كُنْتَ تَدْرِيْ مَا الْكِتٰبُ وَلَا الْاِيْمَانُ. انهي ڪري هتي تعليم الاهي کان سواءِ صرف پنهنجي عقل ۽ قياس سان ڄاڻڻ جي نفي آهي، نه مطلق علم جي ۽ مطلق علم جي نفي ڪيئن ٿي سگهي ٿي جڏهن ته انهي رڪوع جي شروعات ۾ اچي چڪو آهي وَاقْتَرَبَ الْوَعْدُ الْحَقُّ يعني ويجهو آيو سچو واعدو. پوءِ ڪيئن چئي سگهجي ٿو ته وعدي جو ويجهو ۽ پري رهڻ ڪنهن به طرح معلوم نه آهي.

ع ١٩ ٧

خلاصو هي آهي ته پنهنجي عقل ۽ قياس سان ڄاڻڻ جي نفي آهي، نه تعليم الاهي سان ڄاڻڻ جي. ف ١٩٢ عذاب جو يا قيامت جو. ف ١٩٣ جيڪا اي ڪافرو! توهان اعلان سان اسلام تي طعني جي طريقي سان چئو ٿا. ف ١٩٤ پنهنجين دلين ۾ يعني نبي سڳوري جي دشمني ۽ مسلمانن سان حسد، جيڪو توهان جي دلين ۾ لڪل آهي ۽ الله تعالىٰ ان کي به ڄاڻي ٿو. سيني جو بدلو ڏيندو. ف ١٩٥ يعني دنيا ۾ عذاب کي پوئتي ڪرڻ. ف ١٩٦ جنهن سان توهان جو حال ظاهر ٿي وڃي. ف ١٩٧ يعني موت جي وقت تائين. ف ١٩٨ منهنجي ۽ انهن جي وچ ۾ جيڪي مون کي ڪُوڙو ڪن ٿا، هن طرح ته منهنجي مدد فرماءِ ۽ انهن تي عذاب نازل فرماءِ، اها دعا قبول ٿي ۽ ڪافر بدر، احزاب ۽ حُنين وغيره ۾ عذاب ۾ مبتلا ٿيا. ف ١٩٩ شرڪ، ڪفر ۽ بي ايماني جون.

* جنهن ايمان نه آندو ان لاءِ پڻ سڳورن جي مراد رحمت آهي



سورة حج مدني آهي ۽ هن ۾ اٺهتر آيتون ۽ ڏهه رڪوع آهن .

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) . ف١

يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ اتَّقُوْا رَبَّكُمْ ۚ اِنَّ زَلْزَلَةَ السَّاعَةِ شَيْءٌ عَظِيْمٌ ①

اي انسانو! پنهنجي رب کان ڊڄو ف٢ بيشڪ قيامت جو زلزلو ف٣ وڏي سخت شيءِ آهي.

يَوْمَ تَرَوْنَهَا تَذْهَلُ كُلُّ مُرْضِعَةٍ عَمَّآ اَرْضَعَتْ وَتَضَعُ كُلُّ

جنهن ڏينهن توهان ان کي ڏسندؤ هر کير پياريندڙ ف٤ پنهنجي کير پياڪ (ٻار) کي وساري ويهندي ۽ هر حمل

ذَاتِ حَمْلٍ حَمْلَهَا وَتَرَى النَّاسَ سُكٰرٰى وَمَا هُمْ بِسُكٰرٰى

واري ف٥ پنهنجو حمل ڪيرائي وجهندي ف٦ ۽ تون ماڻهن کي ڏسندين جهڙو نشي ۾ هجن ۽ اهي نشي ۾ نه

وَلٰكِنَّ عَذَابَ اللّٰهِ شَدِيْدٌ ② وَمِنَ النَّاسِ مَنْ يُّجَادِلُ

هوندا ف٧ پر هيءَ ته الله جو عذاب سخت آهي . ۽ ڪي ماڻهو اهي آهن جو الله جي باري ۾ جهيڙو

فِي اللّٰهِ بِغَيْرِ عِلْمٍ وَّيَتَّبِعُ كُلَّ شَيْطٰنٍ مَّرِيْدٍ ③ كُتِبَ عَلَيْهِ

ڪندا آهن بغير علم جي ۽ هر سرڪش شيطان جي پنيان لڳي پوندا آهن ف٨ جنهن تي لکيو ويو آهي

اَنَّهٗ مَنْ تَوَلَّاهُ فَاَنَّهٗ يُضِلُّهٗ وَيَهْدِيْهِ اِلٰى عَذَابِ السَّعِيْرِ ④

ته جيڪو ان سان دوستي ڪندو ته هي ضرور ان کي گمراهه ڪندو ۽ ان کي دوزخ جي عذاب جو رستو ڏيکاريندو ف٩

يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ اِنْ كُنْتُمْ فِيْ رَيْبٍ مِّنَ الْبَعْثِ فَاِنَّا خَلَقْنٰكُمْ

اي انسانو! جيڪڏهن توهان کي قيامت جي ڏينهن جيئڻ ۾ ڪو شڪ هجي ته هي غور ڪريو ته اسان توهان کي پيدا ڪيو

مِّنْ تُرَابٍ ثُمَّ مِنْ نُّطْفَةٍ ثُمَّ مِنْ عَلَقَةٍ ثُمَّ مِنْ مُّضْغَةٍ

مٽيءَ مان ف١٠ پوءِ پاڻيءَ جي قطري مان ف١١ پوءِ رت جي ڳڀ مان ف١٢ پوءِ گوشت جي ٻوٽيءَ مان

مُّخَلَّقَةٍ وَّغَيْرِ مُخَلَّقَةٍ لِّنُبَيِّنَ لَكُمْ ۭ وَنُقِرُّ فِي الْاَرْحَامِ مَا

نقشو ٺهيو ۽ اڻ ٺهيل ف١٣ جيئن اسان توهان جي واسطي پنهنجون نشانيون ظاهر فرمايون ف١٤ اسان رهائيندا آهيون

نَشَآءُ اِلٰٓى اَجَلٍ مُّسَمًّى ثُمَّ نُخْرِجُكُمْ طِفْلًا ثُمَّ لِتَبْلُغُوْٓا اَشُدَّكُمْ ۚ

مائرن جي پيٽ ۾ جنهن کي گهرون هڪ مقرر وقت تائين ف١٥ پوءِ توهان کي ڪڍون ٿا ٻار ڪري ف١٦ پوءِ هن لاءِ ته توهان پنهنجي جواني

ف١ سورة حج ، حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما ۽ مجاهد جي قول مطابق ڇهن آيتن کان سواءِ مڪي آهي ، جيڪي هٰذٰنِ خَصْمٰنِ کان شروع ٿين ٿيون. هن سورت ۾ ڏهه رڪوع ، اٺهتر آيتون ، هڪ هزار ٻه سؤ ڪيانوي ڪلما ۽ پنج هزار پنجهتر حرف آهن. ف٢ ان جي عذاب جو خوف ڪريو ۽ ان جي عبادت ۾ مشغول ٿيو. ف٣ جيڪو قيامت جي نشانين مان آهي ۽ قيامت جي ويجهو سج جو اولهه کان اڀرڻ جي ويجهو واقع ٿيندو. ف٤ ان جي هيبت کان. ف٥ يعني حمل واري ان ڏينهن جي خوف کان. ف٦ حمل ڪري پوندا. ف٧ بلڪ عذاب الاهيءَ جي خوف کان ماڻهن جا هوش ويندا رهندا. ف٨ شان نزول: هيءَ آيت نضر بن حارث جي باري ۾ نازل ٿي ، جيڪو وڏو جهڳڙالو هو ۽ ملائڪن کي خدا جون ڌيئرون ۽ قرآن پاڪ کي اڳين جا قصا ٻڌائيندو هو ۽ موت کان پوءِ اٿارڻ جو انڪاري هو. ف٩ شيطان جي تابعداري کان زجر فرمائڻ کان پوءِ بعث جي انڪارين تي حجت قائم فرمائي وڃي ٿي. ف١٠ توهان جي نسل جو اصل يعني توهان جي وڏي ڏاڏي حضرت آدم عليه السلام کي ان مان پيدا ڪري. ف١١ يعني مَنيءَ جي قطري مان سندس سموري اولاد کي. ف١٢ جو رت جو نطفو غليظ ٿي وڃي ٿو. ف١٣ يعني مصوّر ۽ غير مصوّر. بخاري ۽ مسلم جي حديث ۾ آهي . حضور محبوب سيدِ عالم صلی الله عليه وآله وسلم جن فرمايو ته توهان ماڻهن جي پيدائش جو مادو ماءُ جي پيٽ ۾ چاليهن ڏينهن تائين نطفو رهي ٿو. وري ايتري ئي مُدت تائين رت جو ڳڀ ٿي وڃي ٿو ۽ وري ايتري مُدت گوشت جي ٻوٽيءَ وانگر رهي ٿو. پوءِ الله تعاليٰ ملائڪ موڪلي ٿو ، جيڪو ان جو رزق ، ان جي عمر ، ان جا عمل ، ان جو بدبخت يا نيڪ بخت هجڻ لکي ٿو ، پوءِ ان ۾ روح ڦوڪي ٿو (الحديث) . الله تعاليٰ انسان جي پيدائش هن طرح فرمائي ٿو ۽ ان کي هڪ حال کان ٻي حال جي طرف منتقل ڪري ٿو. هي مِن ڪري بيان فرمايو ويو. ف١٤ ۽ توهان الله تعاليٰ جي ڪمالِ قدرت ۽ حڪمت کي ڄاڻو ۽ پنهنجي پيدائش جي شروعات جي حالتن تي نظر ڪري سمجهو ته جيڪو قادرِ مطلق بي جان مٽيءَ ۾ ايترا انقلاب آڻي جاندار ماڻهو ٺاهي ڇڏي ٿو ، اهو مُئل انسان کي زنده ڪري ته ان جي قدرت کان ڪهڙو پري آهي؟. ف١٥ يعني ولادت جي وقت تائين. ف١٦ توهان کي عمر ڏيون ٿا.

وَمِنكُم مَّن يُتَوَفَّىٰ وَمِنكُم مَّن يُرَدُّ إِلَىٰ أَرْذَلِ الْعُمُرِ لِكَيْلَا

۽ ڪي پهچو ڪا ۽ توهان مان ڪي اڳي مري ويندا آهن ۽ ڪو سڀ ڪان نڪمي عمر تائين ڇڏيو ويندو آهي ف١٨

يَعْلَمَ مِن بَعْدِ عِلْمٍ شَيْئًا ۚ وَتَرَى الْأَرْضَ هَامِدَةً فَإِذَا أَنزَلْنَا

جو ڄاڻڻ ڪان پوءِ ڪجهه نه ڄاڻي ف١٩ ۽ تون زمين کي ڏسندين ڪومايل ف٢٠ پوءِ جڏهن اسان

عَلَيْهَا الْمَاءَ اهْتَزَّتْ وَرَبَتْ وَأَنبَتَتْ مِن كُلِّ زَوْجٍ بَهِيجٍ ﴿٥﴾

ان تي پاڻي لاٿو پوءِ اها ترو تازه ٿي وئي ۽ ابري آئي ۽ هر رونق وارو جوڙو ف٢١ ڄمائي آئي

ذَٰلِكَ بِأَنَّ اللَّهَ هُوَ الْحَقُّ وَأَنَّهُ يُحْيِي الْمَوْتَىٰ وَأَنَّهُ عَلَىٰ كُلِّ شَيْءٍ

ف٢٢. هيءُ ان لاءِ آهي ته الله ئي برحق آهي ف٢٣ ۽ هي ته اهو مُئل جيارينده و ۽ هيءُ ته اهو

قَدِيرٌ ﴿٦﴾ وَأَنَّ السَّاعَةَ آتِيَةٌ لَّا رَيْبَ فِيهَا وَأَنَّ اللَّهَ يَبْعَثُ

سڀ ڪجهه ڪري سگهي ٿو. ۽ هن واسطي ته قيامت اچڻ واري آهي جنهن ۾ ڪو شڪ نه آهي

مَن فِي الْقُبُورِ ﴿٧﴾ وَمِنَ النَّاسِ مَن يُجَادِلُ فِي اللَّهِ بِغَيْرِ

۽ هيءُ ته الله اٿاريندو انهن کي جيڪي قبرن ۾ آهن. ۽ ڪو ماڻهو اهو آهي جيڪو الله جي باري ۾

عِلْمٍ وَلَا هُدًى وَلَا كِتَابٍ مُّنِيرٍ ﴿٨﴾ ثَانِيَ عِطْفِهِ لِيُضِلَّ عَن

جهڳڙو ڪري ٿو جو نه ته ڪيس علم آهي نه ڪو دليل نه ڪو روشن لکيو ف٢٤. حق ڪان پنهنجي گردن موڙيندو

سَبِيلِ اللَّهِ ۖ لَهُ فِي الدُّنْيَا خِزْيٌ ۖ وَنُذِيقُهُ يَوْمَ الْقِيَامَةِ

جيئن الله جي وات ڪان گمراهه ڪري ف٢٥ ان جي واسطي دنيا ۾ خواري آهي ف٢٦ ۽ قيامت جي ڏينهن

عَذَابَ الْحَرِيقِ ﴿٩﴾ ذَٰلِكَ بِمَا قَدَّمَتْ يَدَاكَ وَأَنَّ اللَّهَ

اسان ان کي باهه جي سزا چکائينداسين ف٢٧. هيءُ ان جو بدلو آهي جيڪي تنهنجي هٿن اڳي موڪليو ف٢٨ ۽

لَيْسَ بِظَلَّامٍ لِّلْعَبِيدِ ﴿١٠﴾ وَمِنَ النَّاسِ مَن يَعْبُدُ اللَّهَ

الله ٻانهن تي ظلم نه ڪندو آهي ف٢٩ ڪي ماڻهو الله جي بندگي هڪڙي وٽ تي

عَلَىٰ حَرْفٍ ۖ فَإِنْ أَصَابَهُ خَيْرٌ اطْمَأَنَّ بِهِ ۖ وَإِنْ أَصَابَتْهُ

ڪندا آهن ف٣٠ پوءِ جيڪڏهن انهن کي ڪا چڱائي ملي وئي ته آرام سان آهن ۽ جيڪڏهن ڪا آزمائش پئي

فِتْنَةٌ انقَلَبَ عَلَىٰ وَجْهِهِ خَسِرَ الدُّنْيَا وَالْآخِرَةَ ۚ ذَٰلِكَ هُوَ

ف٣١ ته منهن ڀر موٽي ويا ف٣٢ دنيا ۽ آخرت ٻنهي جو گهاٽو ف٣٣ اهوئي آهي

ف١٧ ۽ توهان جو عقل ۽ قوت ڪامل ٿئي.

ف١٨ ۽ ان کي ايتري پوڙهائپ اچي وڃي ٿي جو عقل ۽ حواس بجاءِ نه ٿا رهن ۽ ٻاين ٿي وڃي ٿو.

ف١٩ ۽ جيڪو ڄاڻيندو هجي، سو وساري ڇڏي. عڪرمه چيو جيڪو قرآن پاڪ جي پڙهڻ جي هميشگي رکندو، ان حالت کي نه پهچندو. ان ڪان پوءِ الله تعالیٰ بعث يعني مرڻ ڪان پوءِ اٿڻ تي ٻيو دليل بيان فرمائي ٿو.

ف٢٠ سُڪل ٻي گاهه.

ف٢١ يعني هر قسم جي خوشنما ساوڪ.

ف٢٢ هنن دليلن بيان فرمائڻ ڪان پوءِ نتيجو مرتب فرمايو وڃي ٿو.

ف٢٣ ۽ هي جيڪي ڪجهه ذڪر ڪيو ويو. ماڻهوءَ جي پيدائش ۽ سُڪل گاهه زمين کي سرسبز ۽ شاداب ڪرڻ ان جي وجود ۽ حڪمت جا دليل آهن. انهن سان ان جو وجود به ثابت ٿئي ٿو.

ف٢٤ شان نزول:- هيءُ آيت ابوجهل وغيره ڪافرن جي هڪ جماعت جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪي الله تعالیٰ جي صفتن ۾ جهيڙو ڪندا هُئا ۽ ان جي طرف اهڙين وصفن جي نسبت ڪندا هُئا، جيڪي سندس شان جي لائق نه آهن. هِن آيت ۾ ٻڌايو ويو ته ماڻهوءَ کي ڪا ڳالهه علم، سَنَد ۽ دليل ڪان سواءِ چوڻ نه جڳائي خاص ڪري شانِ الاهيءَ ۾ ۽ جيڪا ڳالهه علم واري جي خلاف بي علميءَ سان چئي ويندي سا باطل ٿيندي. وري اُن تي هي انداز، جو اصرار ڪري ۽ تڪبر ڪان.

ف٢٥ ۽ ان جي دين ڪان ڦيرائي ڇڏي.

ف٢٦ اهڙيءَ طرح بدر ۾ اهو ذلت ۽ خواريءَ سان قتل ٿيو.

ف٢٧ ۽ ان کي چيو ويندو.

ف٢٨ يعني جيڪي تون دنيا ۾ ڪيو، ڪفر ۽ تڪذيب.

ف٢٩ ۽ ڪنهن کي بي ڏوهه نه ٿو پڪڙي.

ع ١٠ ٨

ف٣٠ ان ۾ اطمينان سان داخل نه ٿا ٿين ۽ انهن کي ثابت قدمي ۽ قرار حاصل نه ٿو ٿئي، شڪ ۽ تردّد ۾ رهن ٿا جهڙيءَ طرح جبل جي ڪناري تي بيٺل شخص تزلزل جي حالت ۾ هوندو آهي. شان نزول:- هيءُ آيت اعرابين جي هڪ جماعت جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪي ڳوٺن ڪان اچي مديني شريف ۾ داخل ٿيندا هُئا ۽ اسلام آڻيندا هُئا. انهن جي حالت هيءُ هُئي ته جيڪڏهن اهي گهڻو تندرست رهيا ۽ سندن دولت وڌي ۽ سندن پٽ ٿيا، ته ڏهن چوندا هُئا ته اسلام سٺو دين آهي. ان ۾ اچي اسان کي فائدو ٿيو. پر جيڪڏهن ڪا ڳالهه پنهنجيءَ اميد جي خلاف پيش آئي مثلاً بيمار ٿيا يا ڇوڪريءَ ڄائي يا مال جي گهٽتائي ٿي ته چوندا هُئا ته جڏهن ڪان اسان هن (اسلام) دين ۾ داخل ٿيا آهيون ته اسان کي نقصان ئي ٿيو ۽ دين ڪان ڦري ويندا هُئا. هيءُ آيت انهن جي حق ۾ نازل ٿي ۽ ٻڌايو ويو ته انهن کي اڃا دين ۾ ثابت قدمي حاصل ئي نه ٿي. انهن جو اهو حال آهي. ف٣١ ڪنهن قسم جي سختي پيش آئي. ف٣٢ مرتد ٿي ويا ۽ ڪفر جي طرف موٽي ويا. ف٣٣ دنيا جو نقصان هي ته جيڪي انهن جون اميدون هيون، اهي پوريون نه ٿيون ۽ مرتد ٿيڻ جي ڪري انهن جو خون مباح ٿيو ۽ آخرت جو نقصان هميشه جو عذاب آهي.

الْخُسْرَانُ الْمُبِيْنُ ﴿١١﴾ يَدْعُوْا مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ مَا لَا يَضُرُّهٗ وَمَا

پڌرو نقصان ٣٤. الله کان سواءِ اهڙيءَ کي پوڄين ٿا جو نہ تہ انهن کي ڪو نقصان پهچائي ۽

لَا يَنْفَعُهٗ ۭ ذٰلِكَ هُوَ الضَّلٰلُ الْبَعِيْدُ ﴿١٢﴾ يَدْعُوْا لَمَنْ ضَرُّهٗٓ

نہ نفعو ٣٥ اها آهي پري جي گمراهي. اهڙي جي پوڄا ڪن ٿا جنهن جي نفعي کان ٣٦

اَقْرَبُ مِنْ نَّفْعِهٖ ۭ لَبِئْسَ الْمَوْلٰى وَلَبِئْسَ الْعَشِيْرُ ﴿١٣﴾ اِنَّ اللّٰهَ

نقصان جي اميد ويجهي آهي ٣٧ بيشڪ ٣٨ ڪهڙو نہ بڇڙو مالڪ ۽ ڪهڙو بڇڙو آهي ساٿي. بيشڪ الله

يُدْخِلُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ

داخل ڪندو انهن کي جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا باغن ۾ جن جي هيٺان نهرون

تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ ۭ اِنَّ اللّٰهَ يَفْعَلُ مَا يُرِيْدُ ﴿١٤﴾ مَنْ كَانَ يَظُنُّ

جاري آهن. بيشڪ الله ڪندو آهي جيڪي گهري ٣٩ جيڪو هي خيال ڪري ٿو تہ الله پنهنجي نبي ٤٠ جي مدد نہ

اَنْ لَّنْ يَّنْصُرَهُ اللّٰهُ فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ فَلْيَمْدُدْ بِسَبَبٍ اِلَى

فرمائيندو دنيا ٤١ ۽ آخرت ۾ ٤٢ پوءِ ان کي گهرجي تہ مٿان کان هڪ رسي ٽنگي

السَّمَاۗءِ ثُمَّ لْيَقْطَعْ فَلْيَنْظُرْ هَلْ يُذْهِبَنَّ كَيْدُهٗ مَا يَغِيْظُ ﴿١٥﴾

پوءِ پنهنجي پاڻ کي ڦاسي ڏئي پوءِ ڏسي تہ ان جي هيءَ سازش ڪجهہ ڪٽي وئي اها ڳالهہ جنهن جو ان کي ساڙ آهي. ٤٣

وَكَذٰلِكَ اَنْزَلْنٰهُ اٰيٰتٍۢ بَيِّنٰتٍ ۙ وَّاَنَّ اللّٰهَ يَهْدِيْ مَنْ يُّرِيْدُ ﴿١٦﴾

۽ ڳالهہ اهائي آهي اسان هيءُ قرآن لاٿو روشن آيتون ۽ هي تہ الله هدايت ڏيندو آهي جنهن کي گهري.

اِنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَالَّذِيْنَ هَادُوْا وَالصّٰبِـِٕيْنَ وَالنَّصٰرٰى

بيشڪ مسلمان ۽ يهودي ۽ ستارن جا پوڄاري ۽ عيسائي

وَالْمَجُوْسَ وَالَّذِيْنَ اَشْرَكُوْٓا ڰ اِنَّ اللّٰهَ يَفْصِلُ بَيْنَهُمْ

۽ باهہ جا پوڄاري ۽ مشرڪ بيشڪ الله انهن سڀني جي وچ ۾ فيصلو فرمائيندو

يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ۭ اِنَّ اللّٰهَ عَلٰي كُلِّ شَيْءٍ شَهِيْدٌ ﴿١٧﴾ اَلَمْ تَرَ اَنَّ

قيامت جي ڏينهن ٤٤ بيشڪ هر شيءِ الله جي سامهون آهي. ڇا تو نہ ڏٺو ٤٥

اللّٰهَ يَسْجُدُ لَهٗ مَنْ فِي السَّمٰوٰتِ وَمَنْ فِي الْاَرْضِ وَالشَّمْسُ

الله کي سجدو ڪندا آهن اهي جيڪي آسمانن ۽ زمين ۾ آهن سج

٣٤. اُهي ماڻهو مرتد ٿيڻ کان پوءِ بُت پرستي ڪن ٿا ۽.

٣٥. ڇو تہ اهو بي جان آهي.

٣٦. يعني جنهن جي پوڄا جي خيالي نفعي کان ان کي پوڄڻ جي.

٣٧. يعني دُنيا ۽ آخرت جي عذاب جي.

٣٨. اهو بُت.

٣٩. فرمانبردارن تي انعام ۽ نافرمانن تي عذاب.

٤٠. حضور پرنور سيد الڪونين محبوب پيغمبر ڪريم صلى الله تعالى عليه واٰلہٖ وسلم.

٤١. پرسندن دين کي غلبو عطا فرمائي.

٤٢. سندن درجا بلند ڪري.

٤٣. يعني الله تعالى پنهنجي نبي سڳوري جي مدد ضرور فرمائيندو جنهن کي ان سان ساڙ هجي، سو پنهنجي انتهائي ڪوشش ختم ڪري ۽ ساڙ ۾ مري بہ وڃي تہ بہ ڪجهہ نہ ٿو ڪري سگهي.

٤٤. مؤمنن کي جنت عطا فرمائيندو ۽ ڪافرن (ڪنهن بہ قسم جا هجن) کي جهنم ۾ داخل ڪندو.

٤٥. اي حبيب اڪرم صلى الله تعالى عليہ واٰلہٖ وسلم.

وَالْقَمَرُ وَالنُّجُوْمُ وَالْجِبَالُ وَالشَّجَرُ وَالدَّوَآبُّ وَكَثِيْرٌ

۽ چنڊ ۽ تارا ۽ جبل ۽ وڻ ۽ چوپايا ف٤٦ ۽ ڪيترائي

مِّنَ النَّاسِ ؕ وَكَثِيْرٌ حَقَّ عَلَيْهِ الْعَذَابُ ؕ وَمَنْ يُّهِنِ اللّٰهُ

ماڻهو ف٤٧ ۽ گهڻا اهي آهن جن تي عذاب مقرر ٿي چڪو ف٤٨ ۽ جنهن کي الله ذليل ڪري ف٤٩

فَمَا لَهٗ مِنْ مُّكْرِمٍ ؕ اِنَّ اللّٰهَ يَفْعَلُ مَا يَشَآءُ ؕ۩ ﴿١٨﴾ هٰذٰنِ خَصْمٰنِ

ان کي ڪو به عزت ڏيڻ وارو ڪونهي بيشڪ الله جيڪي گهري سو ڪري. هي ٻه ٽولا آهن ف٥٠

اخْتَصَمُوْا فِيْ رَبِّهِمْ ۬ فَالَّذِيْنَ كَفَرُوْا قُطِّعَتْ لَهُمْ ثِيَابٌ مِّنْ

جن پنهنجي رب بابت جهڳڙو ڪيو ف٥١ پوءِ جيڪي ڪافر ٿيا انهن جي واسطي باهه جا ڪپڙا ڪتيا ويا آهن ف٥٢

نَّارٍ ؕ يُصَبُّ مِنْ فَوْقِ رُءُوْسِهِمُ الْحَمِيْمُ ۚ ﴿١٩﴾ يُصْهَرُ بِهٖ مَا فِيْ

۽ انهن جي مٿن تي ٽهڪندڙ پاڻي پرٽيو ويندو ف٥٣. جنهن سان ڳري ويندو جو ڪجهه

بُطُوْنِهِمْ وَالْجُلُوْدُ ؕ ﴿٢٠﴾ وَلَهُمْ مَّقَامِعُ مِنْ حَدِيْدٍ ﴿٢١﴾ كُلَّمَآ اَرَادُوْٓا

انهن جي پيٽن ۾ آهي ۽ سندن کلون ف٥٤ ۽ انهن جي واسطي لوهه جا گرز آهن ف٥٥ جڏهن گهُٽ جي سبب

اَنْ يَّخْرُجُوْا مِنْهَا مِنْ غَمٍّ اُعِيْدُوْا فِيْهَا ۗ وَذُوْقُوْا عَذَابَ

ان مان نڪرڻ جو ارادو ڪندا ف٥٦ وري ان ۾ موٽايا ويندا ۽ حڪم ٿيندو ته چکو باهه جي

الْحَرِيْقِ ﴿٢٢﴾ اِنَّ اللّٰهَ يُدْخِلُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ

عذاب کي. بيشڪ الله داخل ڪندو انهن کي جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون

جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ يُحَلَّوْنَ فِيْهَا مِنْ اَسَاوِرَ مِنْ

بهشتن ۾ جن جي هيٺان نهرون جاري آهن ان ۾ پهرايا ويندا سون جا ڪنگڻ

ذَهَبٍ وَّلُؤْلُؤًا ؕ وَلِبَاسُهُمْ فِيْهَا حَرِيْرٌ ﴿٢٣﴾ وَهُدُوْٓا اِلَى الطَّيِّبِ مِنَ

۽ موتي ف٥٧ ۽ اتي انهن جي پوشاڪ ريشم آهي ف٥٨ ۽ انهن کي پاڪ ڳالهه جي

الْقَوْلِ ۚۖ وَهُدُوْٓا اِلٰى صِرَاطِ الْحَمِيْدِ ﴿٢٤﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَ

هدايت ڪئي ويئي ف٥٩ ۽ سمورين خوبين سان ساراهيل جي وات ڏيکاري ويئي ف٦٠ بيشڪ جن ڪفر ڪيو

يَصُدُّوْنَ عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ وَالْمَسْجِدِ الْحَرَامِ الَّذِيْ جَعَلْنٰهُ

۽ روڪين ٿا الله جي راهه کان ف٦١ ۽ ان ادب واري مسجد کان ف٦٢ جنهن کي اسان سمورن ماڻهن

السجدة ١٤

ع ٢ / ١٢ / ٩



ف٤٦ عاجزي جو سجدو جيئن الله تعالیٰ گهري. ف٤٧ يعني مؤمن ان تي وڌيڪ طاعت ۽ عبادت جو سجدو به. ف٤٨ يعني ڪافر. ف٤٩ ان جي بدبختيءَ جي سبب. ف٥٠ يعني مؤمن ۽ پنجن قسمن جا ڪافر جن جو مٿي ذڪر ڪيو ويو. ف٥١ يعني ان جي دين جي باري ۾ ۽ ان جي صفتن ۾. ف٥٢ يعني باهه انهن کي هر طرف کان گهيرو ڪندي. ف٥٣ حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته اهڙو تيز گرم جو جيڪڏهن ان جو هڪ قطرو دنيا جي جبلن تي هاريو وڃي ته انهن کي ساڙي ڇڏي. ف٥٤ حديث شريف ۾ آهي ته وري انهن کي اهڙو ئي ڪيو ويندو (ترمذي). ف٥٥ جن سان انهن کي ماريو ويندو. ف٥٦ يعني دوزخ مان ڏکرڻ سان ماري ڪري. ف٥٧ اهڙا جن جي چمڪ اوڀر کان اولهه تائين روشن ڪري ڇڏي (ترمذي). ف٥٨ جنهن جو دنيا ۾ پهرڻ مردن کي حرام آهي. بخاري ۽ مسلم جي حديث ۾ آهي حضور پُرنور محبوب سيد الڪونين صلي الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ته جنهن دنيا ۾ ريشم پهريو ء آخرت ۾ نه پهريندو. ف٥٩ يعني دنيا ۾ ۽ پاڪ ڳالهه مان توحيد جو ڪلمو مراد آهي. ڪن مفسرن چيو ته قرآن پاڪ مراد آهي. ف٦٠ يعني الله تعالیٰ جو دين اسلام. ف٦١ يعني ان جي دين ۽ ان جي اطاعت کان ف٦٢ يعني ان ۾ داخل ٿيڻ کان. شان نزول: هيءَ آيت سفيان بن حرب وغيره جي حق ۾ نازل ٿي. جنهن حضور محبوب سيد عالم صلي الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کي مڪي شريف ۾ داخل ٿيڻ کان روڪيو هو. مسجد حرام مان يا خاص ڪعبه معظمه مراد آهي جيئن ته امام شافعي رحمة الله تعالیٰ عليه فرمائي ٿو. ان تقدير تي معنيٰ هيءَ ٿيندي ته اهو سمورن ماڻهن جو قبلو آهي. اتان جا رهاڪو ۽ پرديسي سڀ برابر آهن. سڀني جي لاءِ ان جي تعظيم ۽ حرمت ۽ ان ۾ حج جا احڪام ادا ڪرڻ هڪجهڙو آهي ۽ طواف ۽ نماز جي فضيلت ۾ شهريءَ ۽ پرديسيءَ جي وچ ۾ ڪو فرق نه آهي ۽ امام اعظم ابو حنيفه رضي الله تعالیٰ عنه وٽ هتي مسجد حرام مان مڪه مڪرمه يعني سمورو حرم مراد آهي. ان تقدير تي معنيٰ هي ٿيندي ته حرم شريف شهري ۽ پرديسيءَ جي لاءِ هڪجهڙو آهي. ان ۾ رهڻ ۽ رکڻ جو سڀني کي حق آهي ان کان سواءِ جو ڪو ڪنهن کي ڪڍي نه. انهيءَ ڪري امام صاحب مڪه مڪرمه جي زمين جو وڪرو ڪرڻ ۽ ان جي ڪرائي کي منع فرمائي ٿو. جيئن ته حديث شريف ۾ آهي ته محبوب تاجدار عالم صلي الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ته مڪه مڪرمه حرام آهي ان جي زمين وڪرو نه ڪئي وڃي (تفسير احمدي).

لِلنَّاسِ سَوَآءَنِ الْعَاكِفُ فِيْهِ وَالْبَادِ ۚ وَمَنْ يُّرِدْ فِيْهِ بِاِلْحَادٍ

جي واسطي مقرر ڪيو جو ان ۾ برابر جو حق آهي اتي جي رهندڙ ۽ پرديسي جو ۽ جيڪو ان ۾ ناحق ڪنهن زيادتي

بِظُلْمٍ نُّذِقْهُ مِنْ عَذَابٍ اَلِيْمٍ ﴿٢٥﴾ وَاِذْ بَوَّاْنَا لِاِبْرٰهِيْمَ مَكَانَ

جو ارادو ڪري ته اسان ان کي دردناڪ عذاب چکائينداسين ف٦٣ ۽ جڏهن جو اسان ابراهيم کي ان گهر جي جاءِ چڱيءَ طرح

الْبَيْتِ اَنْ لَّا تُشْرِكْ بِیْ شَيْـًٔا وَّطَهِّرْ بَيْتِیَ لِلطَّآئِفِيْنَ وَ

ٻڌائي ڇڏي ف٦٤ ۽ حڪم ڏنو ته مون سان ڪنهن کي به شريڪ نه ڪر ۽ منهنجو گهر پاڪ صاف رک ف٦٥ طواف وارن

الْقَآئِمِيْنَ وَالرُّكَّعِ السُّجُوْدِ ﴿٢٦﴾ وَاَذِّنْ فِی النَّاسِ بِالْحَجِّ يَاْتُوْكَ

۽ اعتڪاف وارن ۽ رڪوع سجدي وارن جي واسطي. ف٦٦ ۽ ماڻهن ۾ حج جو عام سڏ ڪري ڇڏ ف٦٧ اهي تو

رِجَالًا وَّعَلٰى كُلِّ ضَامِرٍ يَّاْتِيْنَ مِنْ كُلِّ فَجٍّ عَمِيْقٍ ﴿٢٧﴾

وٽ حاضر ٿيندا پيادا ۽ هر ڏٻري ڏاچي تي جيڪي پري پنڌ کان ايندريون آهن. ف٦٨

لِّيَشْهَدُوْا مَنَافِعَ لَهُمْ وَيَذْكُرُوا اسْمَ اللّٰهِ فِیْۤ اَيَّامٍ مَّعْلُوْمٰتٍ

جيئن اهي پنهنجا فائدا حاصل ڪن ف٦٩ ۽ الله جو نالو وٺن ف٧٠ ڄاتل ڏينهن ۾ ف٧١

عَلٰى مَا رَزَقَهُمْ مِّنْۢ بَهِيْمَةِ الْاَنْعَامِ ۚ فَكُلُوْا مِنْهَا وَاَطْعِمُوا

هن تي جو انهن کي روزي ڏنائين بي زبان چوپاياف٧٢ پوءِ انهن مان پاڻ کائو ۽ مصيبت ماريل

الْبَآئِسَ الْفَقِيْرَ ﴿٢٨﴾ ثُمَّ لْيَقْضُوْا تَفَثَهُمْ وَلْيُوْفُوْا نُذُوْرَهُمْ

محتاج کي کارايوف٧٣. پوءِ پنهنجي مَر لاهن ف٧٤ ۽ پنهنجون باسون پوريون ڪن ف٧٥

وَلْيَطَّوَّفُوْا بِالْبَيْتِ الْعَتِيْقِ ﴿٢٩﴾ ذٰلِكَ ۗ وَمَنْ يُّعَظِّمْ حُرُمٰتِ اللّٰهِ

۽ آزاد گهر جو طواف ڪن ف٧٦ ۽ ڳالهه هي آهي جيڪو الله جي حرمتن جي تعظيم ڪري ف٧٧ ته اهو ان جي واسطي

فَهُوَ خَيْرٌ لَّهٗ عِنْدَ رَبِّهٖ ؕ وَاُحِلَّتْ لَكُمُ الْاَنْعَامُ اِلَّا مَا يُتْلٰى

سندس رب وٽ ڀلو آهي ۽ توهان جي واسطي حلال ڪيا ويا بي زبان چوپاياف٧٨ سواءِ انهن جي جن بابت منع

عَلَيْكُمْ فَاجْتَنِبُوا الرِّجْسَ مِنَ الْاَوْثَانِ وَاجْتَنِبُوْا قَوْلَ

توهان تي پڙهي وڃي ٿي ف٧٩ پوءِ پري رهو بُتن جي گندگي کان ف٨٠ ۽ بچو ڪوڙي ڳالهه

الزُّوْرِ ﴿٣٠﴾ حُنَفَآءَ لِلّٰهِ غَيْرَ مُشْرِكِيْنَ بِهٖ ؕ وَمَنْ يُّشْرِكْ بِاللّٰهِ

کان. هڪڙي الله جا ٿي ڪري رهو جو ڪنهن کي به ان جو شريڪ نه ڪريو ۽ جيڪو الله جو شريڪ ٺاهي



ف٦٣ اِلْحَادٍ بِظُلْمٍ يعني ناحق زيادتي مان ياشرڪ ۽ بُت پرستي مُراد آهي. ڪن مفسرن چيو ته هر منع ٿيل قول ۽ فعل مُراد آهي ايستائين جو نوڪر کي گاريون ڏيڻ به. ڪن چيو ته ان مان مُراد آهي حرم ۾ احرام کان سواءِ داخل ٿيڻ يا حرم جي ممنوعات جو ارتڪاب ڪرڻ. مثلاً شڪار ڪرڻ ۽ وڻ ڪپڻ ۽ حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو مُراد هي آهي ته جيڪو توکي قتل نه ڪري تون ان کي قتل ڪرين يا جيڪو تو تي ظلم نه ڪري، تون ان تي ظلم ڪرين. شان نزول :- حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما کان روايت ٿيل آهي ته نبي اڪرم محبوبِ معظم حضرت پيغمبر ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن عبدالله بن انيس کي ٻن ماڻهن سان گڏ موڪليو هو. جن ۾ هڪ مهاجر ۽ ٻيو انصاري هو. انهن ماڻهن پنهنجي پنهنجي نسب جا فخر بيان ڪيا ته عبدالله بن انيس کي غصو آيو ۽ ان انصاري کي قتل ڪري ڇڏيو ۽ خود مرتد ٿي مڪه مڪرمه جي طرف ڀڄي ويو ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي. ف٦٤ ڪعبه شريف جي اڏاوت جي وقت. پهريائين ڪعبه جي عمارت حضرت آدم عليه السلام ٺاهي هئي ۽ نوح جي طوفان جي وقت اها عمارت آسمان تي کڻي وئي. الله تعالىٰ هڪ هوا مقرر فرمائي جنهن ان جي جاءِ کي صاف ڪري ڇڏيو ۽ هڪ قول هي آهي ته الله تعالىٰ هڪ ڪڪر موڪليو جيڪو خاص ان خانقاه جي سامهون هو جتي ڪعبه معظمه جي عمارت هئي. اهڙي طرح حضرت ابراهيم عليه السلام کي ڪعبه شريف جي جڳهه ٻڌائي وئي ۽ پاڻ ان جي پراڻي بنياد تي ڪعبي شريف جي عمارت جي اڏاوت ڪيائين ۽ الله تعالىٰ کيس وحي فرمايو. ف٦٥ شرڪ کان ۽ بُتن کان ۽ هر قسم جي پليتين کان. ف٦٦ يعني نمازين جي لاءِ. ف٦٧ اهڙي طرح حضرت ابراهيم عليه السلام ابو قبيس جبل تي چڙهي ڪري جهان جي ماڻهن کي سڏ ڪيو ته بيت الله جو حج ڪريو ۽ جن جي مقدر ۾ حج آهي. انهن پيءُ جي پٺين ۽ ماءُن جي پيٽن مان جواب ڏنو لَبَّيْكَ اَللّٰهُمَّ لَبَّيْكَ. حسن رضى الله تعالىٰ عنه جو قول آهي ته هن آيت ۾ اَذِّنْ جو خطاب حضور پرنور محبوب سيد پيغمبر ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي آهي. اهڙي طرح حجة الوداع ۾ پاڻ اعلان فرمائي ڇڏيائون ۽ ارشاد فرمايائون ته اي ماڻهو! الله تعالىٰ توهان تي حج فرض ڪيو آهي پوءِ حج ڪريو. ف٦٨ ۽ گهڻي سير ۽ سفر جي ڪري ڪمزور ٿي وڃن ٿيون. ف٦٩ ديني به دنيوي به، جيڪي ان عبادت سان خاص آهن. ٻي عبادت ۾ نه ٿا لڌا وڃن. ف٧٠ ذبح جي وقت. ف٧١ ڄاتل ڏينهن مان ذوالحج جو عشرو مُراد آهي جيئن حضرت علي، ابن عباس، حسن ۽ قتاده رضى الله تعالىٰ عنهم جو قول آهي ۽ اهوئي مذهب آهي اسان جي امام اعظم حضرت ابو حنيفه رضى الله تعالىٰ عنه جو ۽ صاحبين وٽ ڄاتل ڏينهن مان قرباني جا ڏينهن مُراد آهن. اهو قول آهي حضرت ابن عمر رضى الله تعالىٰ عنهما جو ۽ هر تقدير تي هتي انهن ڏينهن مان خاص عيد جو

ڏينهن مُراد آهي. (تفسير احمدي). ف٧٢ اُٺ، ڳئون، ٻڪري ۽ رڍ. ف٧٣ تطوع، متعه ۽ قران ۽ هر هڪ هديي مان، جن جو هن آيت ۾ بيان آهي، کائڻ جائز آهي، باقي هدين مان کائڻ جائز نه آهي (تفسير احمدي ۽ مدارڪ). ف٧٤ مُڇون ڪترائن، ننهن لاهن، بغلن ۽ زيرناف جا وار پري ڪن. ف٧٥ جيڪي انهن باسيون هجن. ف٧٦ هن مان طواف زيارت مُراد آهي. حج جا مسئلا تفصيل سان سورت بقره ۾ ٻئي پاري ۾ ذڪر ٿي چڪا. ف٧٧ يعني ان جي احڪام جي تو ڙي اهي حج جا احڪام هجن يا انهن کان سواءِ ٻيا احڪام. ڪن مفسرن هن مان حج جا احڪام مُراد ورتا آهن ۽ ڪن بيت الحرام، مشعر الحرام، شهر الحرام، بلد الحرام ۽ مسجد الحرام مُراد ورتا آهن. ف٧٨ ته انهن کي ذبح ڪري کائو. ف٧٩ قرآن پاڪ ۾ جيئن سورة مائده جي آيت حُرِّمَتْ عَلَيْكُمُ ۾ بيان فرمائي وئي. ف٨٠ جن جي عبادت ڪرڻ بدترين گندگي سان پرچڻ آهي.

فَكَاَنَّمَا خَرَّ مِنَ السَّمَآءِ فَتَخْطَفُهُ الطَّيْرُ اَوْ تَهْوِيْ بِهِ الرِّيْحُ

اهڙو آهي جڻ آسمان کان ڪريو جو پکي ان کي جهٽي وڃن ٿا وا٨ ياهوا ان کي ڪنهن پرانهين

فِيْ مَكَانٍ سَحِيْقٍ ﴿٣١﴾ ذٰلِكَ ۗ وَمَنْ يُّعَظِّمْ شَعَآئِرَ اللّٰهِ فَاِنَّهَا مِنْ

جاءِ تي ڦٽي ڪري ڇڏي. وا٨ ڳالهه اها آهي ته جيڪو الله جي نشانن جي تعظيم ڪري ته اها دلين

تَقْوَى الْقُلُوْبِ ﴿٣٢﴾ لَكُمْ فِيْهَا مَنَافِعُ اِلٰٓى اَجَلٍ مُّسَمًّى ثُمَّ مَحِلُّهَآ

جي پرهيزگاري آهي وا٨٣ توهان جي واسطي چوپاين ۾ فائدا آهن وا٨٤ هڪ مقرر وقت تائين وا٨٥ پوءِ

اِلَى الْبَيْتِ الْعَتِيْقِ ﴿٣٣﴾ وَلِكُلِّ اُمَّةٍ جَعَلْنَا مَنْسَكًا لِّيَذْكُرُوا اسْمَ

انهن جو پهچڻ آهي آزاد گهر تائين وا٨٦ ۽ هر اُمت جي واسطي وا٨٧ اسان هڪ قرباني مقرر فرمائي

اللّٰهِ عَلٰى مَا رَزَقَهُمْ مِّنْۢ بَهِيْمَةِ الْاَنْعَامِ ۗ فَاِلٰهُكُمْ اِلٰهٌ وَّاحِدٌ

جو الله جو نالو وٺن الله جي ڏنل بي زبان چوپاين تي وا٨٨ پوءِ توهان جو معبود هڪڙو ئي معبود

فَلَهٗٓ اَسْلِمُوْا ۗ وَبَشِّرِ الْمُخْبِتِيْنَ ﴿٣٤﴾ الَّذِيْنَ اِذَا ذُكِرَ اللّٰهُ

آهي وا٨٩ پوءِ ان جي اڳيان ئي ڪنڌ جهڪايو وا٩٠ ۽ اي محبوب خوشخبري ٻڌاءِ انهن نوڙت وارن کي جو جڏهن الله جو ذڪر ٿيئي ٿو

وَجِلَتْ قُلُوْبُهُمْ وَالصّٰبِرِيْنَ عَلٰى مَآ اَصَابَهُمْ وَالْمُقِيْمِي

ته انهن جون دليون ڏڄڻ لڳنديون آهن وا٩١ ۽ جيڪا تڪليف پهچي ان تي صبر ڪندڙ ۽ نماز قائم

الصَّلٰوةِ ۙ وَمِمَّا رَزَقْنٰهُمْ يُنْفِقُوْنَ ﴿٣٥﴾ وَالْبُدْنَ جَعَلْنٰهَا لَكُمْ مِّنْ

رکندڙ ۽ اسان جي ڏني مان خرچ ڪندا آهن وا٩٢ ۽ قرباني جا ڇڙد بيل جانور اٺ ۽ ڏڳيون

شَعَآئِرِ اللّٰهِ لَكُمْ فِيْهَا خَيْرٌ ۖ فَاذْكُرُوا اسْمَ اللّٰهِ عَلَيْهَا صَوَآفَّ ۚ فَاِذَا

اسان توهان جي واسطي الله جي نشانين مان ڪيا توهان جي واسطي انهن ۾ ڀلائي آهي وا٩٣ پوءِ انهن تي الله جو نالو وٺو وا٩٤ هڪ پير ٻڌل ٽن پيرن تي وا٩٥

وَجَبَتْ جُنُوْبُهَا فَكُلُوْا مِنْهَا وَاَطْعِمُوا الْقَانِعَ وَالْمُعْتَرَّ ۗ

بيٺل وا٩٦ پوءِ جڏهن پاسي پر ڪري پون وا٩٧ پوءِ انهن مان کائو وا٩٨ ۽ صبر سان ويهندڙ ۽ سوالي کي کارايو

كَذٰلِكَ سَخَّرْنٰهَا لَكُمْ لَعَلَّكُمْ تَشْكُرُوْنَ ﴿٣٦﴾ لَنْ يَّنَالَ اللّٰهَ لُحُوْمُهَا

اهڙيءَ طرح اسان انهن کي توهان جي وس ۾ ڏئي ڇڏيو ته توهان احسان مڃيو. الله کي هرگز نه پهچند و آهي انهن جو

وَلَا دِمَآؤُهَا وَلٰكِنْ يَّنَالُهُ التَّقْوٰى مِنْكُمْ ۗ كَذٰلِكَ سَخَّرَهَا لَكُمْ

گوشت ۽ نه انهن جو رت، ها ٿو توهان جي پرهيزگاري ان وٽ پهچي ٿي وا٩٩ اهڙيءَ طرح انهن کي توهان جي تابع ڪيائين



وا٨١ ٻوٽي ٻوٽي ڪري کائي وڃن ٿا. وا٨٢ مُراد هي آهي ته شرڪ ڪرڻ وارو پنهنجي جان کي بدترين هلاڪت ۾ وجهي ٿو. ايمان کي بلندي ۾ آسمان سان تشبيهه ڏني وئي ۽ ايمان ڇڏڻ واري کي آسمان کان ڪرڻ واري سان ۽ ان جي نفساني خواهشن کي، جيڪي ان جي فڪرن کي منتشر ڪن ٿيون ۽ ٻوٽي ٻوٽي ڪٽي وينديون، پکيءَ سان ۽ شيطانن کي، جيڪي ان کي گمراهي جي وادي ۾ اڇلائن ٿا، هوا سان تشبيهه ڏني وئي ۽ ان نفيس تشبيهه مان شرڪ جو انجام ۾ بڇڙو سمجهايو ويو.

وا٨٣ حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته شعائر الله مان مُراد بُدنو ۽ هدايا آهن ۽ انهن جي تعظيم هي آهي ته ٿلها خوبصورت قيمتي ورتا وڃن. وا٨٤ ضرورت جي وقت انهن تي سوار ٿيڻ ۽ حاجت جي وقت انهن جو کير پيئڻ جا. وا٨٥ يعني انهن جي ذبح جي وقت تائين. وا٨٦ يعني حرم شريف تائين جتي اهي ذبح ڪيا وڃن. وا٨٧ اڳين ايماندار اُمتن مان. وا٨٨ انهن جي ذبح جي وقت. وا٨٩ پوءِ ذبح جي وقت صرف انهي جو نالو وٺو. هن آيت ۾ دليل آهي هن تي ته خدا جي نالي جو ذڪر ڪرڻ ذبح جي لاءِ شرط آهي. الله تعالىٰ هر هڪ اُمت جي لاءِ مقرر فرمائي ڇڏيو هو ته ان جي لاءِ تقرب جي طريقي سان قرباني ڪن ۽ سڀني قربانين تي سندس نالو ورتو وڃي. وا٩٠ ۽ اخلاص سان ان جي اطاعت ڪريو. وا٩١ ان جي هيبت ۽ جلال کان. وا٩٢ يعني صدقو ڏين ٿا. وا٩٣ يعني ان جي دين جي نشانين مان. وا٩٤ دنيا ۾ نفعو ۽ آخرت ۾ اجر ۽ ثواب. وا٩٥ انهن جي ذبح جي وقت جنهن حال ۾ جو اهي هجن. وا٩٦ اُن جي ذبح جو اهو ئي مسنون طريقو آهي. وا٩٧ يعني ذبح کان پوءِ انهن جا پاسا زمين تي ڪرن ۽ انهن جي حرڪت ساڪن ٿي وڃي. وا٩٨ جيڪڏهن توهان گهرو. وا٩٩ يعني قرباني ڪرڻ وارا صرف نيت جي اخلاص ۽ تقوىٰ جي شرطن جي رعايت سان الله تعالىٰ کي راضي ڪري سگهن ٿا.

شانِ نزول:- جاهليت جي زماني جا ڪافر پنهنجين قربانين جي خون سان ڪعبه معظمه جي ڀتين کي ڀري ڇڏيندا هُئا ۽ ان کي قرب جو سبب ڄاڻيندا هُئا. ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي.

لِتُكَبِّرُوا اللّٰهَ عَلٰى مَا هَدٰىكُمْ ؕ وَبَشِّرِ الْمُحْسِنِيْنَ ۝٣٧ اِنَّ اللّٰهَ

جو توهان الله جي وڏائي بيان ڪريو ان طريقي جو توهان کي هدايت فرمايائين ۽ اي محبوب خوشخبري ٻڌاءِ نيڪي وارن کي ف١٠٠

يُدٰفِعُ عَنِ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَا يُحِبُّ كُلَّ خَوَّانٍ كَفُوْرٍ ۝٣٨

بيشڪ الله مصيبتون ٽاريندو مسلمانن جون ف١٠١ بيشڪ الله دوست نٿو رکي هر وڏي دغاباز، بي شڪري کي ف١٠٢ .

اُذِنَ لِلَّذِيْنَ يُقٰتَلُوْنَ بِاَنَّهُمْ ظُلِمُوْا ؕ وَاِنَّ اللّٰهَ عَلٰى نَصْرِهِمْ

اجازت ملي انهن کي جن سان ڪافر لڙن ٿا ف١٠٣ ان ڪري جو انهن سان ظلم ٿيو ف١٠٤ ۽ بيشڪ الله انهن جي مدد ڪرڻ تي

لَقَدِيْرُ ۝٣٩ الَّذِيْنَ اُخْرِجُوْا مِنْ دِيَارِهِمْ بِغَيْرِ حَقٍّ اِلَّآ اَنْ يَّقُوْلُوْا

ضرور قادر آهي. اهي جيڪي پنهنجن گهرن کان ناحق ڪڍيا ويا ف١٠٥ فقط ايتري ڳالهه تي جو انهن چيو ته اسان جو رب

رَبُّنَا اللّٰهُ ؕ وَلَوْلَا دَفْعُ اللّٰهِ النَّاسَ بَعْضَهُمْ بِبَعْضٍ لَّهُدِّمَتْ

الله آهي ف١٠٦ ۽ الله جيڪڏهن هڪڙن ماڻهن کي ٻين سان دفع نه فرمائي ها ته ف١٠٧ ضرور ڊاهجي وڃن ها

صَوَامِعُ وَبِيَعٌ وَّصَلَوٰتٌ وَّمَسٰجِدُ يُذْكَرُ فِيْهَا اسْمُ اللّٰهِ كَثِيْرًا ؕ

خانقاهون ف١٠٨ ۽ گرجا ف١٠٩ ۽ ڪليسا ف١١٠ ۽ مسجدون ف١١١ جن ۾ الله جو نالو گهڻائي سان ورتو وڃي ٿو

وَلَيَنْصُرَنَّ اللّٰهُ مَنْ يَّنْصُرُهٗ ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَقَوِيٌّ عَزِيْزٌ ۝٤٠ اَلَّذِيْنَ

۽ بيشڪ الله ضرور مدد فرمائيندو ان جي جيڪو ان جي دين جي مدد ڪندو بيشڪ ضرور الله قدرت وارو غالب آهي. اهي ماڻهو جو

اِنْ مَّكَّنّٰهُمْ فِى الْاَرْضِ اَقَامُوا الصَّلٰوةَ وَاٰتَوُا الزَّكٰوةَ وَاَمَرُوْا

جيڪڏهن اسان انهن کي زمين ۾ طاقت ڏيون ف١١٢ ته نماز قائم ڪن ۽ زڪواة ڏين ۽ چڱائي جو حڪم ڏين

بِالْمَعْرُوْفِ وَنَهَوْا عَنِ الْمُنْكَرِ ؕ وَلِلّٰهِ عَاقِبَةُ الْاُمُوْرِ ۝٤١ وَاِنْ

۽ برائي کان روڪن ف١١٣ ۽ الله جي ئي واسطي آهي سمورن ڪمن جي پڇاڙي. ۽ جيڪڏهن اهي

يُّكَذِّبُوْكَ فَقَدْ كَذَّبَتْ قَبْلَهُمْ قَوْمُ نُوْحٍ وَّعَادٌ وَّثَمُوْدُ ۝٤٢ وَ

توکي ڪوڙو چون ٿا ف١١٤ پوءِ بيشڪ انهن کان اڳ ڪوڙو چيو آهن نوح جي قوم ۽ عاد ف١١٥ ۽ ثمود ف١١٦ ۽

قَوْمُ اِبْرٰهِيْمَ وَقَوْمُ لُوْطٍ ۝٤٣ وَّاَصْحٰبُ مَدْيَنَ ۚ وَكُذِّبَ مُوْسٰى

ابراهيم جي قوم ۽ لوط جي قوم ۽ مدين وارا ف١١٧ ۽ موسىٰ کي ڪوڙو چيو ويو

فَاَمْلَيْتُ لِلْكٰفِرِيْنَ ثُمَّ اَخَذْتُهُمْ ۚ فَكَيْفَ كَانَ نَكِيْرِ ۝٤٤ فَكَاَيِّنْ

ف١١٨ پوءِ مان ڪافرن کي ڍر ڏني ف١١٩ پوءِ انهن کي پڪڙيم ف١٢٠ پوءِ ڪهڙو نه هو عذاب ف١٢١ . ۽ ڪيترائي

ع ٥ | ١٢

ف١٠٠ ثواب جي.

ف١٠١ ۽ انهن جي مدد فرمائي ٿو.

ف١٠٢ يعني ڪافرن کي، جيڪي الله تعالىٰ ۽ ان جي رسول جي خيانت ۽ خدا جي نعمتن جي ناشڪري ڪن ٿا.

ف١٠٣ جهاد جي.

ف١٠٤ شان نزول:- مڪي جا ڪافر محبوب ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي صحابڪرام کي روز مره هٿ ۽ زبان سان سخت ايذاءِ ڏيندا هُئا ۽ آزار پهچائيندا رهندا هُئا ۽ صحابڪرام محبوب سائين جن جي خدمت اقدس ۾ هن حال ۾ پهچندا هُئا ته ڪنهن جو مٿو ڦاٽل آهي ته ڪنهن جو هٿ ڀڳل آهي ۽ ڪنهن جو وري پير ٻڌل آهي. روزانو ان قسم جون شڪايتون بارگاهِ اقدس ۾ پهچنديون هيون ۽ صحابه ڪرام محبوب ڪريم جن جي دربار عالي ۾ ڪافرن جي ظلمن جون فريادون ڪندا هُئا. پاڪ پريا محبوب ڪريم جن هي فرمائيندا هُئا ته صبر ڪريو، مون کي اڃا جهاد جو حڪم نه ڏنو ويو آهي جڏهن حضرت محبوب پيغمبر ڪريم جن مدينه طيبه ڏانهن هجرت فرمائي تڏهن هي آيت نازل ٿي ۽ هي اها پهرين آيت آهي، جنهن ۾ ڪافرن سان جنگ ڪرڻ جي اجازت ڏني وئي آهي.

ف١٠٥ ۽ بي وطن ڪيا ويا.

ف١٠٦ ۽ اهو ڪلام حق آهي ۽ حق تي گهرن مان ڪڍڻ ۽ بي وطن ڪرڻ قطعًا ناحق.

ف١٠٧ جهاد جي اجازت ڏيئي ۽ حدون مقرر فرمائي ته پوءِ نتيجو هي ٿئي ها ته مشرڪن جو غلبو ٿي وڃي ها ۽ ڪو دين ۽ ملت وارو انهن جي ظلمن کان نه بچي ها.

ف١٠٨ راهبن جون.

ف١٠٩ نصرانين جون.

ف١١٠ يهودين جون.

ف١١١ مسلمانن جون.

ف١١٢ ۽ انهن جي دشمنن جي مقابلي ۾ سندن مدد فرمايون.

ف١١٣ هن ۾ خبر ڏني وئي آهي ته آئنده مهاجرن کي زمين ۾ تصرف عطا فرمائڻ کان پوءِ انهن جون سيرتون اهڙيون پاڪ رهنديون ۽ اهي دين جي ڪمن ۾ اخلاص سان مشغول رهندا. هن ۾ خلفاءِ راشدين مهديين جي عدل ۽ سندن تقوىٰ ۽ پرهيزگاري جو دليل آهي جن کي الله تعالىٰ عزت ۽ حڪومت عطا فرمائي ۽ عادلانه سيرة عطا ڪئي.

ف١١٤ اي حبيب اڪرم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم!

ف١١٥ حضرت هود جي قوم. ف١١٦ حضرت صالح جي قوم. ف١١٧ يعني حضرت شعيب جي قوم. ف١١٨ هتي موسىٰ جي قوم نه فرمايائين ڇو ته حضرت موسىٰ عليه السلام جي قوم بني اسرائيل سندس تڪذيب نه ڪئي هُئي بلڪ فرعون جي قوم قبطين حضرت موسىٰ عليه السلام جي تڪذيب ڪئي هُئي. انهن قومن جو تذڪرو ۽ هرهڪ جو پنهنجي رسول جي تڪذيب ڪرڻ جو بيان حضور پُرنور محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي دل مبارڪ جي تسڪين جي لاءِ آهي، ته اهو ڪافرن جو پراڻو طريقو آهي. اڳين نبين سڳورن سان به اهوئي دستور رهيو آهي. ف١١٩ ۽ انهن جي عذاب ۾ دير ڪئي ۽ انهن کي مهلت ڏني.

ف١٢٠ ۽ انهن کي ڪفر ۽ سرڪشي جي سزا ڏني. ف١٢١ پاڻ سڳورن جي تڪذيب ڪرڻ وارن کي گهرجي ته پنهنجي انجام کي سوچين ۽ عبرت حاصل ڪن.

مِّنْ قَرْيَةٍ اَهْلَكْنٰهَا وَهِيَ ظَالِمَةٌ فَهِيَ خَاوِيَةٌ عَلٰى عُرُوْشِهَا

گھوڻ اسان تباھ ڪري ڇڏيا ف١٢٢ جا اھي ظالم ھُئا ف١٢٣ پوءِ اھي پنھنجي ڇتين تي ڊٺل آھن

وَبِئْرٍ مُّعَطَّلَةٍ وَّقَصْرٍ مَّشِيْدٍ ﴿٤٥﴾ اَفَلَمْ يَسِيْرُوْا فِي الْاَرْضِ فَتَكُوْنَ

۽ ڪيترائي کوھ بيڪار پيل ف١٢٤ ۽ ڪيئي گچ سان ٺھيل محل ف١٢٥ پوءِ ڇا اُنھن زمين ۾ سير نہ ڪيو ف١٢٦

لَهُمْ قُلُوْبٌ يَّعْقِلُوْنَ بِهَآ اَوْ اٰذَانٌ يَّسْمَعُوْنَ بِهَا ۚ فَاِنَّهَا لَا

جو انھن جي واسطي دليون ھجن جن سان سمجھن ھا ف١٢٧ يا ڪن ھجن جن سان ٻُڌن ھا ف١٢٨

تَعْمَى الْاَبْصَارُ وَلٰكِنْ تَعْمَى الْقُلُوْبُ الَّتِيْ فِي الصُّدُوْرِ ﴿٤٦﴾

پوءِ بيشڪ انھن جون اکيون انڌيون نہ آھن ف١٢٩ بلڪ انھن جون دليون انڌيون آھن جيڪي سينن

وَيَسْتَعْجِلُوْنَكَ بِالْعَذَابِ وَلَنْ يُّخْلِفَ اللّٰهُ وَعْدَهٗ ۭ وَاِنَّ يَوْمًا

۾ آھن ف١٣٠ ۽ اھي توکان عذاب گھرڻ ۾ جلدي ڪن ٿا ف١٣١ ۽ الله پنھنجو واعدو ھرگز ڪوڙو نہ ڪندو ف١٣٢

عِنْدَ رَبِّكَ كَاَلْفِ سَنَةٍ مِّمَّا تَعُدُّوْنَ ﴿٤٧﴾ وَكَاَيِّنْ مِّنْ قَرْيَةٍ

بيشڪ تنھنجي رب وٽ ف١٣٣ ھڪ ڏينھن اھڙو آھي جيئن توھان ماڻھن جي ڳڻپ ۾ ھزار سال ف١٣٤ ۽ ڪيترائي

اَمْلَيْتُ لَهَا وَهِيَ ظَالِمَةٌ ثُمَّ اَخَذْتُهَا ۚ وَاِلَيَّ الْمَصِيْرُ ﴿٤٨﴾ قُلْ

ڳوٺ جو اسان انھن کي ڍر ڏني ھن حال تي جو اھي ظالم ھُئا پوءِ مون انھن کي پڪڙيو ف١٣٥ ۽ منھنجي

يٰۤاَيُّهَا النَّاسُ اِنَّمَآ اَنَا لَكُمْ نَذِيْرٌ مُّبِيْنٌ ﴿٤٩﴾ فَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا

ئي طرف موٽي اچڻو آھي ف١٣٦ تون فرماءِ تہ اي انسانو مان توھان جي واسطي چِٽو ڊيڄاريندڙ آھيان

وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ لَهُمْ مَّغْفِرَةٌ وَّرِزْقٌ كَرِيْمٌ ﴿٥٠﴾ وَالَّذِيْنَ

پوءِ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون تن جي واسطي بخشش آھي ۽ عزت واري روزي

سَعَوْا فِيْٓ اٰيٰتِنَا مُعٰجِزِيْنَ اُولٰۗىِٕكَ اَصْحٰبُ الْجَحِيْمِ ﴿٥١﴾

ف١٣٧ ۽ جيڪي ڪوشش ڪندا آھن اسان جي آيتن ۾ ھار (۽) ڪٽ جي ارادي سان ف١٣٨ اھي

وَمَآ اَرْسَلْنَا مِنْ قَبْلِكَ مِنْ رَّسُوْلٍ وَّلَا نَبِيٍّ اِلَّآ اِذَا

جھنمي آھن. ۽ اسان توکان اڳ ۾ جيترا بہ نبي يا رسول موڪليا ف١٣٩ سڀني تي ڪڏھن اھو واقعو گذريو آھي

تَمَنّٰٓى اَلْقَى الشَّيْطٰنُ فِيْٓ اُمْنِيَّتِهٖ ۚ فَيَنْسَخُ اللّٰهُ مَا يُلْقِي

جو جڏھن انھن پڙھيو تہ شيطان انھن جي پڙھڻ ۾ ماڻھن تي ڪجھ پنھنجي طرف کان ملائي ڇڏيو پوءِ مٽائي ڇڏي ٿو الله شيطان جي

ع ١٠ ‏ ١٣



ف١٢٢ ۽ اُتان جي رھاڪن کي ھلاڪ ڪري ڇڏيوسين. ف١٢٣ يعني اُتان جا رھاڪو ڪافر ھُئا. ف١٢٤ جو انھن مان ڪو پاڻي ڀرڻ وارو ڪونھي. ف١٢٥ ويران پيا آھن. ف١٢٦ ڪافر جو انھن حالتن جو مشاھدو ڪن. ف١٢٧ تہ نبين سڳورن جي تڪذيب جو ڪھڙو انجام ٿيو ۽ عبرت حاصل ڪن. ف١٢٨ اڳين اُمتن جون حالتون ۽ انھن جو ھلاڪ ٿيڻ ۽ انھن جي ڳوٺن جي ويراني تہ تنھن مان عبرت حاصل ٿئي. ف١٢٩ يعني ڪافرن جي ظاھري حس باطل نہ ٿي آھي. اھي انھن اکين سان ڏسڻ جون شيون ڏسن ٿا. ف١٣٠ ۽ دلين جو انڌو ٿيڻ ئي غضب آھي. انھي سان ماڻھو دين جي راھ لھڻ کان محروم رھي ٿو. ف١٣١ يعني مڪي جا ڪافر مثلاً نضر بن حارث وغيرہ اھو جلدي ڪرڻ انھن جو مذاق جي طريقي سان ھو. ف١٣٢ ۽ ضرور واعدي مطابق عذاب نازل فرمائيندو اھڙي طرح اھو واعدو بدر ۾ پورو ٿيو. ف١٣٣ آخرت ۾ عذاب جو. ف١٣٤ پوءِ اھي ڪافر ڇا سمجھي ڪري عذاب جي تڪڙ ڪن ٿا. ف١٣٥ ۽ دنيا ۾ انھن تي عذاب نازل ڪيم. ف١٣٦ آخرت ۾. ف١٣٧ جيڪا ڪڏھن منقطع نہ ٿيندي اھا جنت آھي. ف١٣٨ جو ڪڏھن انھن آيتن کي جادو چون ٿا، ڪڏھن شعر، ڪڏھن اڳين جا قصا ۽ اھي ھي خيال ڪن ٿا تہ اسلام سان انھن جو اھو مڪر ھلي ويندو. ف١٣٩ نبي ۽ رسول ۾ فرق آھي. نبي عام آھي ۽ رسول خاص. ڪن مفسرن فرمايو تہ رسول شريعت جا واضح ڪندڙ ٿين ٿا ۽ نبي سڳورا ان جا حافظ ۽ نگھبان. شان

نزول:- جڏھن سورة النجم نازل ٿي، تڏھن حضور پر نور محبوب پيغمبر ڪريم صلى الله تعالى عليه وآله وسلم جن مسجد الحرام ۾ ان جي تلاوت فرمائي ۽ تمام آھستي آھستي آيتن جي وچ ۾ وقفو فرمائيندي جنھن سان ٻڌڻ وارا غور بہ ڪري سگھن ۽ ياد ڪرڻ وارن کي ياد ڪرڻ ۾ مدد بہ ملي. جڏھن پاڻ سڳورن آيت وَمَنٰوةَ الثَّالِثَةَ الْاُخْرٰى پڙھي ڪري دستور مطابق وقفو فرمايو، تڏھن شيطان مُشرڪن جي ڪنن ۾ ان سان ملائي ۽ ڪلما اھڙائي چيُ ڏنا جن مان بُتن جي تعريف نڪري پئي. جبرئيل امين محبوب سيد عالم صلى الله تعالى عليه وآله وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿي اھو حال عرض ڪيو. جنھن سان محبوب ڪريم جن کي رنج ٿيو. الله تبارڪ وتعالى سندن تسلي جي لاءِ ھيءَ آيت ڪريمہ نازل فرمائي.

الشَّيْطٰنُ ثُمَّ يُحْكِمُ اللّٰهُ اٰيٰتِهٖ ۗ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌ حَكِيْمٌ ﴿٥٢﴾ لِّيَجْعَلَ

انهيءَ ملايل کي پوءِ الله پنهنجون آيتون پڪيون ڪري ڇڏي ٿو ۽ الله علم ۽ حڪمت وارو آهي. جيئن شيطان جي

مَا يُلْقِي الشَّيْطٰنُ فِتْنَةً لِّلَّذِيْنَ فِيْ قُلُوْبِهِمْ مَّرَضٌ وَّالْقَاسِيَةِ

ملايل کي امتحان بڻائي ف١٤١ انهن جي واسطي جن جي دلين ۾ بيماري آهي ف١٤٢ ۽ جن جون دليون

قُلُوْبُهُمْ ۗ وَاِنَّ الظّٰلِمِيْنَ لَفِيْ شِقَاقٍۭ بَعِيْدٍ ﴿٥٣﴾ وَّلِيَعْلَمَ الَّذِيْنَ

سخت آهن ف١٤٣ ۽ بيشڪ ظالم ف١٤٤ اصل کان جهڳڙالو آهن ۽ هن جي واسطي ته ڄاڻي وٺن اهي جن کي

اُوْتُوا الْعِلْمَ اَنَّهُ الْحَقُّ مِنْ رَّبِّكَ فَيُؤْمِنُوْا بِهٖ فَتُخْبِتَ لَهٗ قُلُوْبُهُمْ ۗ

علم مليو آهي ف١٤٥ جو اهو ف١٤٦ تنهنجي رب جي طرف کان حق آهي پوءِ ان تي ايمان آڻين تان جو جهڪي وڃن ان جي

وَاِنَّ اللّٰهَ لَهَادِ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ﴿٥٤﴾ وَلَا يَزَالُ

واسطي انهن جون دليون ۽ بيشڪ الله ايمان وارن کي سڌي وات هلائڻ وارو آهي.

الَّذِيْنَ كَفَرُوْا فِيْ مِرْيَةٍ مِّنْهُ حَتّٰى تَاْتِيَهُمُ السَّاعَةُ بَغْتَةً اَوْ

۽ ڪافر ان کان ف١٤٧ هميشه شڪ ۾ رهندا ايستائين جو انهن تي قيامت اوچتو اچي وڃي

يَاْتِيَهُمْ عَذَابُ يَوْمٍ عَقِيْمٍ ﴿٥٥﴾ اَلْمُلْكُ يَوْمَئِذٍ لِّلّٰهِ ۗ يَحْكُمُ بَيْنَهُمْ ۗ

ف١٤٨ يا انهن تي اهڙي ڏينهن جو عذاب اچي جنهن جو ڦل انهن جي واسطي چڱو نه هجي ف١٤٩. بادشاهي ان ڏينهن ف١٥٠

فَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ فِيْ جَنّٰتِ النَّعِيْمِ ﴿٥٦﴾ وَالَّذِيْنَ

الله جي ئي آهي اهو انهن ۾ فيصلو ڪري ڇڏيندو پوءِ جن ايمان آندو ۽ ف١٥١ چڱا ڪم ڪيا اهي آرام جي باغن ۾

كَفَرُوْا وَكَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا فَاُولٰٓئِكَ لَهُمْ عَذَابٌ مُّهِيْنٌ ﴿٥٧﴾

ع ٩ / ١٤

آهن. ۽ جن ڪفر ڪيو ۽ اسان جي آيتن کي ڪوڙو سمجهيو انهن جي واسطي ذلت جو عذاب

وَالَّذِيْنَ هَاجَرُوْا فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ثُمَّ قُتِلُوْٓا اَوْ مَاتُوْا

آهي. ۽ اهي جن الله جي وات ۾ پنهنجو گهر ٻار ڇڏيو ف١٥٢ پوءِ قتل ٿي ويا يا مري ويا

لَيَرْزُقَنَّهُمُ اللّٰهُ رِزْقًا حَسَنًا ۗ وَاِنَّ اللّٰهَ لَهُوَ خَيْرُ الرّٰزِقِيْنَ ﴿٥٨﴾

ته الله انهن کي ضرور چڱي روزي ڏيندو ف١٥٣ ۽ بيشڪ الله جي روزي سڀ کان بهتر آهي.

لَيُدْخِلَنَّهُمْ مُّدْخَلًا يَّرْضَوْنَهٗ ۗ وَاِنَّ اللّٰهَ لَعَلِيْمٌ حَلِيْمٌ ﴿٥٩﴾

ضرور انهن کي اهڙي جاءِ تي وٺي ويندو، جنهن کي اهي پسند ڪندا ف١٥٤ ۽ بيشڪ الله علم ۽ حلم وارو آهي.



ف١٤٠ جيڪي پيغمبر پڙهن ٿا ۽ انهن کي شيطاني ڪلمن جي خلط کان محفوظ فرمائي ٿو. ف١٤١ ۽ امتحان ۽ آزمائش بڻائي ڇڏي. ف١٤٢ شڪ ۽ نفاق جي. ف١٤٣ حق کي قبول نه ٿا ڪن ۽ اهي مشرڪ آهن. ف١٤٤ يعني مُشرڪ ۽ منافق. ف١٤٥ الله تعالىٰ جي دين جو ۽ ان جي آيتن جو. ف١٤٦ يعني قرآن شريف. ف١٤٧ يعني قرآن پاڪ کان يا دين اسلام کان. ف١٤٨ يا موت، جو اهو به ننڍي قيامت آهي. ف١٤٩ هن مان بدر جو ڏينهن مُراد آهي، جنهن ۾ ڪافرن جي لاءِ ڪا ڪشادگي ۽ راحت نه هئي ۽ ڪن مفسرن چيو ته هن مان قيامت جو ڏينهن مُراد آهي. ف١٥٠ يعني قيامت جي ڏينهن. ف١٥١ انهن. ف١٥٢ ۽ ان جي رضا جي لاءِ عزيزن ۽ قريبن کي ڇڏي وطن مان نڪتا ۽ مڪه مڪرمه کان مدينه طيبه ڏانهن هجرت ڪيائون. ف١٥٣ يعني جنت جو رزق جيڪو ڪڏهن منقطع نه ٿيندو. ف١٥٤ اتي انهن جي هر مُراد پوري ٿيندي ۽ ڪا ناپسند ڳالهه ڪين پيش نه ايندي. شان نزول: حضور محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن کي سندن ڪن صحابه ڪرام عرض ڪيو يا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم اسان جا جيڪي صحابه شهيد ٿي ويا اسان ڄاڻون ٿا ته بارگاهِ الاهي ۾ انهن جا وڏا درجا آهن ۽ اسان جهادن ۾ محبوب ڪريمن سان گڏ رهنداسون، پر جيڪڏهن اسان توهان سان گڏ رهون ۽ شهادت کان سواءِ موت آيو ته پوءِ آخرت ۾ اسان جي لاءِ ڇا آهي؟ ان تي هي آيتون نازل ٿيون وَالَّذِيْنَ هَاجَرُوْا فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ.

ذٰلِكَ ۚ وَمَنْ عَاقَبَ بِمِثْلِ مَا عُوقِبَ بِهِ ثُمَّ بُغِيَ عَلَيْهِ لَيَنْصُرَنَّهُ

ڳالهه اها آهي ۽ جيڪو بدلو وٺي ف۱۵۵ جيتري ڪيس تڪليف پهچائي وئي هئي پوءِ ان تي زيادتي ڪئي وڃي

اللّٰهُ ۗ إِنَّ اللّٰهَ لَعَفُوٌّ غَفُورٌ ﴿٦٠﴾ ذٰلِكَ بِأَنَّ اللّٰهَ يُولِجُ اللَّيْلَ فِي النَّهَارِ

ف۱۵۶ ته بيشڪ الله ان جي ضرور مدد فرمائيندو ف۱۵۷ بيشڪ الله معاف ڪرڻ وارو بخشڻهار آهي. اهو ف۱۵۸ هن جي

وَيُولِجُ النَّهَارَ فِي اللَّيْلِ وَأَنَّ اللّٰهَ سَمِيعٌ بَصِيرٌ ﴿٦١﴾ ذٰلِكَ بِأَنَّ اللّٰهَ

واسطي ته الله تعاليٰ رات کي داخل ڪري ٿو ڏينهن جي حصي ۾ ۽ ڏينهن کي آڻي ٿو رات جي حصي ۾ ف۱۵۹ ۽ هن لاءِ ته الله ٻڌي

هُوَ الْحَقُّ وَأَنَّ مَا يَدْعُونَ مِنْ دُونِهِ هُوَ الْبَاطِلُ وَأَنَّ اللّٰهَ

ڏسي ٿو. اهو هن لاءِ ف۱۶۰ ته الله ئي برحق آهي ۽ ان کان سواءِ جنهن جي پوڄا ڪن ٿا

هُوَ الْعَلِيُّ الْكَبِيرُ ﴿٦٢﴾ أَلَمْ تَرَ أَنَّ اللّٰهَ أَنْزَلَ مِنَ السَّمَاءِ مَاءً

ف۱۶۱ اهو ئي باطل آهي ۽ هن لاءِ ته الله ئي بلنديءَ ۽ وڏائي وارو آهي. ڇا تو نه ڏٺو ته

فَتُصْبِحُ الْأَرْضُ مُخْضَرَّةً ۗ إِنَّ اللّٰهَ لَطِيفٌ خَبِيرٌ ﴿٦٣﴾ لَهُ مَا

الله آسمان مان پاڻي لاٿو پوءِ صبح ٿي زمين ف۱۶۲ ساوڪ واري ٿي وئي

فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْأَرْضِ ۗ وَإِنَّ اللّٰهَ لَهُوَ الْغَنِيُّ الْحَمِيدُ ﴿٦٤﴾

بيشڪ الله پاڪ خبردار آهي. انهيءَ جو مال آهي جو ڪجهه آسمانن ۾ ۽ جو ڪجهه زمين ۾ آهي

أَلَمْ تَرَ أَنَّ اللّٰهَ سَخَّرَ لَكُمْ مَا فِي الْأَرْضِ وَالْفُلْكَ تَجْرِي

بيشڪ الله ئي بي نياز ۽ سڀني خوبين ۾ ساراهيل آهي. ڇا تو نه ڏٺو ته الله توهان جي تابع ڪري ڇڏيو جو ڪجهه

فِي الْبَحْرِ بِأَمْرِهِ ۗ وَيُمْسِكُ السَّمَاءَ أَنْ تَقَعَ عَلَى الْأَرْضِ

زمين ۾ آهي ف۱۶۳ ۽ ٻيڙي جو درياءَ ۾ ان جي حڪم سان هلي ٿي ف۱۶۴ ۽ اهوئي روڪي ويٺو آهي آسمان کي

إِلَّا بِإِذْنِهِ ۗ إِنَّ اللّٰهَ بِالنَّاسِ لَرَءُوفٌ رَحِيمٌ ﴿٦٥﴾ وَهُوَ

زمين تي ڪرڻ کان مگر سندس حڪم سان بيشڪ الله ماڻهن تي وڏي شفقت وارو مهربان

الَّذِي أَحْيَاكُمْ ثُمَّ يُمِيتُكُمْ ثُمَّ يُحْيِيكُمْ ۗ إِنَّ الْإِنْسَانَ

آهي ف۱۶۵. ۽ اهوئي آهي جنهن توهان کي جيارايو ف۱۶۶ پوءِ توهان کي ماريندو ف۱۶۷ پوءِ وري توهان کي جياريندو ف۱۶۸

لَكَفُورٌ ﴿٦٦﴾ لِكُلِّ أُمَّةٍ جَعَلْنَا مَنْسَكًا هُمْ نَاسِكُوهُ

بيشڪ انسان وڏو ناشڪر آهي ف۱۶۹ هر امت جي واسطي اسان عبادت جا ف۱۷۰ طريقا بڻائي ڇڏيا جن تي اهي هليا ف۱۷۱

ع ۸ / ۷ / ۱۵

ف۱۵۵ ڪو مؤمن ظالم جو مشرڪ کان. ف۱۵۶ ظالم جي طرف کان ان کي بي وطن ڪري. ف۱۵۷ شان نزول:- هي آيت مشرڪن جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪي محرم الحرام مهيني جي پوين تاريخن ۾ مسلمانن تي حملو آور ٿيا ۽ مسلمانن مهيني مبارڪ جي حرمت جي خيال کان وڙهڻ نه گهريو، مگر مشرڪن نه مڃيو ۽ انهن وڙهڻ شروع ڪيو. مسلمان انهن جي مقابلي ۾ ثابت رهيا ۽ الله تعاليٰ انهن جي مدد فرمائي. ف۱۵۸ يعني مظلوم جي مدد فرمائڻ هن ڪري آهي ته الله تعاليٰ جيڪو گهري، ان تي قادر آهي ۽ ان جي قدرت جون نشانيون ظاهر آهن. ف۱۵۹ يعني ڪڏهن ڏينهن کي وڌائي، رات کي گهٽائي ٿو ۽ ڪڏهن رات کي وڌائي، ڏينهن کي گهٽائي ٿو. ان کان سواءِ ٻيو ڪو ان تي قدرت نه ٿو رکي. جيڪو اهڙي قدرت وارو آهي، جو جنهن جي گهري، مدد فرمائي ۽ جنهن کي گهري غالب ڪري. ف۱۶۰ يعني ۽ هي مدد هن ڪري به آهي. ف۱۶۱ يعني بت. ف۱۶۲ ساوڪ سان. ف۱۶۳ جانور وغيره، جن تي توهان سوار ٿيو ٿا ۽ جن کان توهان ڪم وٺو ٿا. ف۱۶۴ توهان جي لاءِ ان جي هلائڻ جي لاءِ هوا ۽ پاڻي کي تابع ڪيائين. ف۱۶۵ جو انهن جي لاءِ فائدن جا در وارا ڪري ڇڏيا ۽ قسم قسم جي نقصان کان انهن کي محفوظ ڪيائين. ف۱۶۶ بي جان نطفي مان پيدا ڪري. ف۱۶۷ توهان جي عمرن پوري ٿيڻ تي. ف۱۶۸ بعث جي ڏينهن ثواب ۽ عذاب جي لاءِ. ف۱۶۹ جو ايترين نعمتن جي باوجود ان جي عبادت کان منهن موڙي ٿو ۽ بي جان مخلوق جي پوڄا ڪري ٿو. ف۱۷۰ دين ۽ ملت وارن مان.

ع ۸ ماءِ عاملٽي

فَلَا يُنَازِعُنَّكَ فِى الْاَمْرِ وَادْعُ اِلٰى رَبِّكَ ؕ اِنَّكَ لَعَلٰى هُدًى

پوءِ انهن کي توسان ان معامليءَ ۾ هرگز جهڳڙو نه ڪرڻ گهرجي وَ ١٧٢ ۽ پنهنجي رب جي طرف سڏ ڪر وَ ١٧٣ بيشڪ تون

مُّسْتَقِيْمٍ ﴿٦٧﴾ وَاِنْ جٰدَلُوْكَ فَقُلِ اللّٰهُ اَعْلَمُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ ﴿٦٨﴾ اَللّٰهُ

سڌي وات تي آهين. ۽ جيڪڏهن اهي وَ ١٧٤ توسان جهيڙو ڪن ته تون فرماءِ الله خوب ڄاڻي ٿو تون توهان جي ڪرتوتن کي

يَحْكُمُ بَيْنَكُمْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ فِيْمَا كُنْتُمْ فِيْهِ تَخْتَلِفُوْنَ ﴿٦٩﴾ اَلَمْ تَعْلَمْ

الله توهان ۾ فيصلو ڪري ڇڏيندو قيامت جي ڏينهن جن ڳالهين ۾ اختلاف ڪري رهيا آهيو وَ ١٧٥

اَنَّ اللّٰهَ يَعْلَمُ مَا فِى السَّمَآءِ وَالْاَرْضِ ؕ اِنَّ ذٰلِكَ فِىْ كِتٰبٍ ؕ

ڇا تو کي معلوم نه آهي ته الله ڄاڻي ٿو جو ڪجهه آسمان ۽ زمين ۾ آهي بيشڪ

اِنَّ ذٰلِكَ عَلَى اللّٰهِ يَسِيْرٌ ﴿٧٠﴾ وَيَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ مَا لَمْ

اهو سمورو هڪ ڪتاب ۾ وَ ١٧٦ آهي بيشڪ اهو وَ ١٧٧ الله تي آسان آهي وَ ١٧٨ ۽ الله کان سواءِ اهڙن جي

يُنَزِّلْ بِهٖ سُلْطٰنًا وَّمَا لَيْسَ لَهُمْ بِهٖ عِلْمٌ ؕ وَمَا لِلظّٰلِمِيْنَ

پوڄا ڪن ٿا وَ ١٧٩ جنهن جي لاءِ ان ڪو به دليل نه لاٿو آهي ۽ اهڙن کي جن جي ٻاڻ انهن کي به

مِنْ نَّصِيْرٍ ﴿٧١﴾ وَاِذَا تُتْلٰى عَلَيْهِمْ اٰيٰتُنَا بَيِّنٰتٍ تَعْرِفُ فِىْ

ڪاڄاڻ نه آهي وَ ١٨٠ ۽ ظالمن جو وَ ١٨١ ڪو به مددگار نه آهي وَ ١٨٢ ۽ جڏهن انهن تي اسان جون روشن آيتون

وُجُوْهِ الَّذِيْنَ كَفَرُوا الْمُنْكَرَ ؕ يَكَادُوْنَ يَسْطُوْنَ بِالَّذِيْنَ

پڙهيون وڃن وَ ١٨٣ ته تون انهن جي منهن تي گندي ٿيڻ جا نشان ڏسندين، جن ڪفر ڪيو قريب آهي

يَتْلُوْنَ عَلَيْهِمْ اٰيٰتِنَا ؕ قُلْ اَفَاُنَبِّئُكُمْ بِشَرٍّ مِّنْ ذٰلِكُمْ ؕ

جو حملو ڪن انهن تي جيڪي اسان جون آيتون انهن تي پڙهن ٿا، تون فرماءِ ڇا مان توهان کي ٻڌايان جيڪو توهان جي

اَلنَّارُ ؕ وَعَدَهَا اللّٰهُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا ؕ وَبِئْسَ الْمَصِيْرُ ﴿٧٢﴾

ان حال کان به بدتر آهي وَ ١٨٤ اها باه آهي، الله ان جو واعدو ڪيو آهي ڪافرن سان ۽ ڪهڙي نه بري جاءِ آهي

يٰۤاَيُّهَا النَّاسُ ضُرِبَ مَثَلٌ فَاسْتَمِعُوْا لَهٗ ؕ اِنَّ الَّذِيْنَ

موٽڻ جي. اي انسانو هڪ مثال بيان ڪيو وڃي پيو پوءِ ان کي ڪن لائي ٻڌو وَ ١٨٥. اهي جن جي

تَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ لَنْ يَّخْلُقُوْا ذُبَابًا وَّلَوِ اجْتَمَعُوْا

الله کان سواءِ توهان پوڄا ڪندا آهيو وَ ١٨٦ هڪ مک به نه ٺاهي سگهندا جيتوڻيڪ سمورا ان جي واسطي گڏ ٿي وڃن

ع ٩ / ٨ / ١٦

منزل ٤

وَ ١٧٢ يعني دين جي امر ۾ يا ذبح ڪيل جانور جي امر ۾. شان نزول: هي آيت بديل بن ورقه ۽ بشر بن سفيان ۽ يزيد بن خنيس جي حق ۾ نازل ٿي، انهن ماڻهن رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جي صحابه ڪرام کي چيو هو ڇا سبب آهي جنهن جانور کي توهان پاڻ قتل ڪريو ٿا ان کي توهان کائو ٿا ۽ جنهن کي الله تعالى ماري ٿو ان کي نه ٿا کائو؟ ان تي هي آيت نازل ٿي. وَ ١٧٣ ۽ ماڻهن کي ان تي ايمان آڻڻ ۽ ان جي دين قبول ڪرڻ ۽ ان جي عبادت ۾ مشغول ٿيڻ جي دعوت ڏيو. وَ ١٧٤ توهان واضح دليل ڏيڻ جي باوجود به. وَ ١٧٥ ۽ توهان تي حال جي حقيقت ظاهر ٿي ويندي. وَ ١٧٦ يعني لوح محفوظ ۾. وَ ١٧٧ يعني انهن سڀني جو علم يا سمورن حوادث جو لوح محفوظ ۾ ثابت فرمائڻ. وَ ١٧٨ اهي ڪافرن پوءِ ڪافرن جي جهالت جو بيان فرمايو وڃي ٿو ته اهي اهڙن جي عبادت ڪن ٿا، جيڪي عبادت جي لائق نه آهن. وَ ١٧٩ يعني بتن جي.

وَ ١٨٠ يعني انهن وٽ پنهنجي ان فعل جو نه ڪو عقلي دليل آهي ۽ نه نقلي. صرف جهالت ۽ ناداني کان گمراهي ۾ پيا آهن ۽ جيڪي ڪنهن به طرح پوڄڻ جي لائق نه آهن انهن کي پوڄين ٿا، اهو سخت ظلم آهي. وَ ١٨١ يعني مُشرڪن جو. وَ ١٨٢ جيڪو انهن کي عذاب الاهي کان بچائي سگهي. وَ ١٨٣ ۽ قرآن ڪريم انهن کي ٻڌايو وڃي، جنهن ۾ احڪام جو بيان ۽ حلال ۽ حرام جو تفصيل آهي. وَ ١٨٤ يعني توهان جي ان ڪاوڙ ۽ ناپسنديدگي کان به، جيڪا قرآن پاڪ ٻڌي ڪري توهان ۾ پيدا ٿئي ٿي. وَ ١٨٥ ۽ هن ۾ خوب غور ڪريو، اهو مثال هي آهي ته توهان جا بُت. وَ ١٨٦ انهن جي عاجزي ۽ بي قدري جو هي حال آهي جو اهي تمام ننڍي شيءِ.

لَهٗ ؕ وَاِنۡ يَّسۡلُبۡهُمُ الذُّبَابُ شَيۡـًٔا لَّا يَسۡتَنۡقِذُوۡهُ مِنۡهُ ؕ

ف۱۸۷ ۽ جيڪڏهن مک انهن کان ڪجهه کسي وڃي ف۱۸۸ ته ان کان ڇڏائي نه سگهندا ف۱۸۹ ڪيترو نه ڪمزور آهي

ضَعُفَ الطَّالِبُ وَالۡمَطۡلُوۡبُ ﴿۷۳﴾ مَا قَدَرُوا اللّٰهَ حَقَّ قَدۡرِهٖ ؕ اِنَّ

گهُرڻ وارو ۽ جنهن کي گهريائين ف۱۹۰ الله جو قدر نه ڄاتائون جيئن گهربو هو ف۱۹۱ بيشڪ الله

اللّٰهَ لَقَوِىٌّ عَزِيۡزٌ ﴿۷۴﴾ اَللّٰهُ يَصۡطَفِىۡ مِنَ الۡمَلٰٓـئِكَةِ رُسُلًا وَّ

قوت وارو غالب آهي. الله چونڊي ٿو ملائڪن مان رسول ف۱۹۲ ۽ ماڻهن

مِنَ النَّاسِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ سَمِيۡعٌ ۢ بَصِيۡرٌ ﴿۷۵﴾ يَعۡلَمُ مَا بَيۡنَ اَيۡدِيۡهِمۡ

منجهان ف۱۹۳ بيشڪ الله ٻڌندي ڏسندي ٿو. ڄاڻي ٿو جيڪي انهن جي اڳيان آهي ۽ جو ڪجهه انهن

وَمَا خَلۡفَهُمۡ ؕ وَاِلَى اللّٰهِ تُرۡجَعُ الۡاُمُوۡرُ ﴿۷۶﴾ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوا

جي پٺيان آهي ف۱۹۴ ۽ سمورن ڪمن جو موٽڻ الله جي طرف آهي. اي ايمان وارو

ارۡكَعُوۡا وَاسۡجُدُوۡا وَاعۡبُدُوۡا رَبَّكُمۡ وَافۡعَلُوا الۡخَيۡرَ لَعَلَّكُمۡ

رڪوع ۽ سجدو ڪيو ف۱۹۵ ۽ پنهنجي رب جي بندگي ڪريو ف۱۹۶ ۽ چڱا ڪم ڪيو ف۱۹۷ هن اميد تي ته توهان جو ڇوٽڪارو

تُفۡلِحُوۡنَ ۩ ﴿۷۷﴾ وَجَاهِدُوۡا فِى اللّٰهِ حَقَّ جِهَادِهٖ ؕ هُوَ اجۡتَبٰٮكُمۡ

السجدة عند الشافعي

ٿئي. ۽ الله جي واٽ ۾ جهاد ڪيو جيئن حق آهي جهاد ڪرڻ جو ف۱۹۸ انهيءَ توهان کي پسند ڪيو ف۱۹۹

وَمَا جَعَلَ عَلَيۡكُمۡ فِى الدِّيۡنِ مِنۡ حَرَجٍ ؕ مِلَّةَ اَبِيۡكُمۡ

۽ توهان تي دين ۾ ڪا به تنگي نه رکيائين ف۲۰۰ توهان جي پيءُ ابراهيم جو

اِبۡرٰهِيۡمَ ؕ هُوَ سَمّٰٮكُمُ الۡمُسۡلِمِيۡنَ ۙ مِنۡ قَبۡلُ وَفِىۡ هٰذَا

دين ف۲۰۱ الله توهان جو نالو مسلمان رکيو آهي اڳين ڪتابن ۾ ۽ هن قرآن ۾

لِيَكُوۡنَ الرَّسُوۡلُ شَهِيۡدًا عَلَيۡكُمۡ وَتَكُوۡنُوۡا شُهَدَآءَ عَلَى

جيئن رسول توهان تي نگهبان ۽ شاهد هجي ف۲۰۲ ۽ توهان ٻين ماڻهن تي شاهدي

النَّاسِ ۖۚ فَاَقِيۡمُوا الصَّلٰوةَ وَاٰتُوا الزَّكٰوةَ وَاعۡتَصِمُوۡا بِاللّٰهِ ؕ هُوَ

ڏيو ف۲۰۳ پوءِ نماز قائم رکو ف۲۰۴ زڪوٰة ڏيو ۽ الله جي رسيءَ کي مضبوطيءَ سان ڄهلي پئو ف۲۰۵ اهو

مَوۡلٰٮكُمۡ ۚ فَنِعۡمَ الۡمَوۡلٰى وَنِعۡمَ النَّصِيۡرُ ﴿۷۸﴾

ع ١٠ ٦ ١٧

توهان جو مولا آهي ۽ ڪهڙو نه چڱو مولا آهي ۽ ڪهڙو نه سٺو مددگار.



ف۱۸۷ پوءِ عقل واري کي ڪڏهن لائق آهي جو اهڙي کي معبود بنائي ۽ اهڙي کي پوڄڻ ۽ اِلٰه قرار ڏيڻ ڪيترو نه انتها درجي جو جهل آهي. ف۱۸۸ اهي ماکي ۽ زعفران وغيره، جيڪي مُشرڪ بُتن جي واتن ۽ مٿن تي مَلن ٿا، جنهن تي مکيون ويهي خراب ڪن ٿيون. ف۱۸۹ اهڙن کي خدا ٺاهڻ ۽ معبود مڃڻ ڪيترو عجيب ۽ عقل کان پري آهي. ف۱۹۰ چاهڻ واري مان بُت پرست ۽ چاهيل مان بُت مُراد آهي يا چاهڻ مان مک مُراد آهي، جيڪا بُت تي ماکي ۽ زعفران جي طلب ڪندڙ آهي ۽ مطلوب مان بُت ۽ ڪن چيو ته طالب مان بُت مُراد آهي ۽ مطلوب مان مک. ف۱۹۱ ۽ ان جي عظمت ڄاتائون، جن اهڙن کي خدا جو شريڪ ڪيو، جيڪي مک کان به ڪمزور آهن. معبود اهو ٿي آهي جيڪو ڪامل قدرت رکي. ف۱۹۲ مثلاً جبرئيل ۽ ميڪائيل وغيره. ف۱۹۳ مثلاً حضرت ابراهيم حضرت موسیٰ، حضرت عيسیٰ ۽ حضور پُرنور محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليهم وسلم. شان نزول: هيءَ آيت انهن ڪافرن جي رد ۾ نازل ٿي، جن بشر جي رسول هجڻ جو انڪار ڪيو هو ۽ چيو هو ته بشر ڪيئن رسول ٿي سگهي ٿو؟ ان تي الله تعالیٰ هيءَ آيت نازل فرمائي ۽ ارشاد فرمايو ته الله تعالیٰ مالڪ آهي، جنهن کي گهري پنهنجو رسول بڻائي، اهو انسانن مان به رسول بڻائي ٿو ۽ ملائڪن مان به جن کي گهري. ف۱۹۴ يعني دُنيا جي اُمور کي به ۽ آخرت جي امور کي به يا انهن جي اڳين عملن کي به ۽ آئنده جي احوال کي به. ف۱۹۵ پنهنجين نمازن ۾ اسلام جي پهرئين زماني ۾ نماز رڪوع ۽ سجدن کان سواءِ هُئي. پوءِ نماز ۾ رڪوع ۽ سجدن جو حڪم فرمايو ويو. ف۱۹۶ يعني رڪوع ۽ سجدا خاص الله تعالیٰ جي لاءِ هجن ۽ عبادت ۾ خلوص اختيار ڪريو. ف۱۹۷ ماٺيءَ ڳنڍڻ ۽ سهڻا اخلاق وغيره نيڪيون. ف۱۹۸ يعني خالص نيت سان دين جي بلندي جي لاءِ. ف۱۹۹ پنهنجي دين ۽ عبادت جي لاءِ. ف۲۰۰ بلڪ ضرورت جي موقعن تي توهان جي لاءِ سهوليت ڪري ڇڏيائين. جيئن سفر ۾ نماز جو گهٽ ڪرڻ ۽ روزي جي افطار جي اجازت ۽ پاڻي نه هجڻ يا پاڻي جي نقصان ڪرڻ جي حالت ۾ غسل ۽ وضوءَ جي جاءِ تي تيمم، پوءِ توهان دين جي پيروي ڪريو. ف۲۰۱ جيڪو محمدي دين ۾ داخل آهي. ف۲۰۲ قيامت جي ڏينهن جو توهان رت خدا جو پيغام پهچايو ۽ ف۲۰۳ جو انهن کي رسولن خداوندي احڪام پهچائي ڇڏيا. الله تعالیٰ توهان کي اها عزت ۽ ڪرامت عطا فرمائي. ف۲۰۴ ان تي هميشگي ڪريو. ف۲۰۵ ۽ ان جي دين تي قائم رهو.

سُوْرَةُ الْمُؤْمِنُوْنَ ٢٣ مَكِّيَّةٌ ٧٤ | بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ | اٰيَاتُهَا ١١٨ رُكُوْعَاتُهَا ٦

سورة مؤمنون مڪي آهي ۽ ان ۾ ... الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١ ۽ هڪ سؤ ارڙهن آيتون ۽ ڇهه رڪوع آهن

قَدْ اَفْلَحَ الْمُؤْمِنُوْنَ ۙ﴿١﴾ الَّذِيْنَ هُمْ فِيْ صَلَاتِهِمْ خٰشِعُوْنَ ۙ﴿٢﴾

بيشڪ مُراد کي پهتا ايمان وارا. جيڪي پنهنجي نماز ۾ عاجزي ۽ زاري ڪن ٿا ف٢.

وَالَّذِيْنَ هُمْ عَنِ اللَّغْوِ مُعْرِضُوْنَ ۙ﴿٣﴾ وَالَّذِيْنَ هُمْ لِلزَّكٰوةِ فٰعِلُوْنَ ۙ﴿٤﴾

۽ اهي جيڪي ڪنهن بيهودي ڳالهه جي طرف واجهائيندا نه آهن ف٣ ۽ اهي جيڪي زڪواة ادا ڪندڙ آهن

وَالَّذِيْنَ هُمْ لِفُرُوْجِهِمْ حٰفِظُوْنَ ۙ﴿٥﴾ اِلَّا عَلٰۤى اَزْوَاجِهِمْ اَوْ مَا مَلَكَتْ اَيْمَانُهُمْ فَاِنَّهُمْ غَيْرُ مَلُوْمِيْنَ ۚ﴿٦﴾ فَمَنِ ابْتَغٰى وَرَآءَ ذٰلِكَ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْعٰدُوْنَ ۚ﴿٧﴾

ف٤. ۽ اهي جيڪي پنهنجي شرمگاهن جي حفاظت ڪندا آهن. مگر پنهنجين زالن يا شرعي ٻانهين تي جيڪي انهن جي هٿ ملڪيت آهن (انهن سان) انهن تي ڪا ملامت نه آهي ف٥ پوءِ جيڪو انهن ٻن کان سواءِ ڪجهه ٻيو گهري ته اهي حد کان لنگهندڙ آهن ف٦

وَالَّذِيْنَ هُمْ لِاَمٰنٰتِهِمْ وَعَهْدِهِمْ رٰعُوْنَ ۙ﴿٨﴾ وَالَّذِيْنَ هُمْ عَلٰى صَلَوٰتِهِمْ يُحَافِظُوْنَ ۘ﴿٩﴾ اُولٰٓئِكَ هُمُ الْوٰرِثُوْنَ ۙ﴿١٠﴾

۽ اهي جيڪي پنهنجي امانتن ۽ پنهنجي عهد جي رعايت ڪندڙ آهن. ف٧ ۽ جيڪي پنهنجن نمازن جي حفاظت ڪندا آهن ف٨ اهي ئي ماڻهو وارث آهن ۔

الَّذِيْنَ يَرِثُوْنَ الْفِرْدَوْسَ ؕ هُمْ فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ﴿١١﴾

جيڪي فردوس جا وارث ٿيندا سي ان ۾ سدائين رهندا.

وَلَقَدْ خَلَقْنَا الْاِنْسَانَ مِنْ سُلٰلَةٍ مِّنْ طِيْنٍ ۚ﴿١٢﴾ ثُمَّ جَعَلْنٰهُ نُطْفَةً فِيْ قَرَارٍ مَّكِيْنٍ ۪﴿١٣﴾

۽ بيشڪ اسان انسان کي چونڊيل مٽيءَ مان پيدا ڪيو. ف٩ پوءِ ان کي ف١٠ پاڻي جو قطرو ڪيو هڪ مضبوط جاءِ ۾ ف١١

ثُمَّ خَلَقْنَا النُّطْفَةَ عَلَقَةً فَخَلَقْنَا الْعَلَقَةَ مُضْغَةً فَخَلَقْنَا الْمُضْغَةَ عِظٰمًا فَكَسَوْنَا الْعِظٰمَ لَحْمًا ۗ ثُمَّ اَنْشَاْنٰهُ خَلْقًا اٰخَرَ ؕ فَتَبٰرَكَ اللّٰهُ اَحْسَنُ الْخٰلِقِيْنَ ؕ﴿١٤﴾ ثُمَّ اِنَّكُمْ

پوءِ اسان پاڻي جي ان قطري کي رت جو ڏڳ بڻايو پوءِ رت جي ڏڳ کي گوشت جي ٻوٽي پوءِ گوشت جي ٻوٽي کي هڏيون پوءِ انهن هڏين تي گوشت ڍڪايو پوءِ ان کي ٻي صورت ۾ پيدا ڪيو ف١٢ پوءِ وڏي برڪت وارو آهي الله سڀ کان بهتر بڻائيندڙ. پوءِ ان کان بعد



ف١

سورة مؤمنون مڪي آهي.

هن ۾ ڇهه رڪوع آهن.

هڪ سؤ ارڙهن آيتون،

هڪ هزار ارڙهن سؤ چاليهه ڪلما ۽ چار هزار ارڙهن سؤ حرف آهن.

ف٢

انهن جي دلين ۾ خدا جو خوف ٿئي ٿو ۽ انهن جا عضوا ساڪن ٿين ٿا. ڪن مفسرن فرمايو ته، نماز ۾ خشوع هي آهي ته ان ۾ دل لڳل هجي ۽ دنيا کان توجه هٽيل هجي ۽ نظر نماز جي جاءِ کان ٻاهر نه وڃي ۽ اک سان ڪنهن طرف نه ڏسي ۽ ڪو بيهودو ڪم نه ڪري ۽ ڪپڙو ڪلهن تي نه لٽڪائي، هن طرح جو ان جا ٻئي پاسا لٽڪندا هجن ۽ پاڻ ۾ مليل نه هجن ۽ آڱرين جا ٽاڪا نه ڪڍي ۽ اهڙي قسم جي حرڪتن کان پري رهي.

ڪن چيو ته آسمان جي طرف نظر نه کڻڻ نه اهو آهي خشوع.

ف٣

هر راند ۽ باطل کان پاسو ڪن ٿا.

ف٤

يعني ان جا پابند آهن ۽ هميشگي ڪن ٿا.

ف٥

پنهنجين گهر وارين ۽ ٻانهين سان جائز طريقي سان قربت ڪرڻ ۾.

ف٦

جو حلال کان حرام جي طرف تجاوز ڪن ٿا. مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته هٿ سان شهوت جو پورو ڪرڻ حرام آهي بسعيد بن جبير رضی الله تعالیٰ عنه فرمايو ته الله تعالیٰ هڪ امت کي عذاب ڪيو، جيڪي پنهنجين شرمگاهن سان کيڏندا هئا.

ف٧

ٽوڙي اهي امانتون الله تعالیٰ جون هجن يا خلق جون ۽ اهڙي طرح وعدو خدا سان هجي يا مخلوق سان. سڀني جو پورو ڪرڻ لازم آهي.

ف٨

۽ انهن کي سندن وقتن ۾ سندن شرائط ۽ آداب سان ادا ڪن ٿا ۽ فرض، واجب، سنتن ۽ نفلن سڀني جي نگهباني ڪن ٿا. ف٩ مفسرن فرمايو ته انسان مان هتي حضرت آدم مراد آهي. ف١٠ يعني ان جي نسل کي. ف١١ يعني رحم ۾. ف١٢ يعني ان ۾ روح وڌو سين ان بي جان کي جاندار ڪيوسين. ڳالهائڻ، ٻڌڻ ۽ ڏسڻ جي طاقت عنايت ڪئي سين.

بَعْدَ ذٰلِكَ لَمَيِّتُوْنَ ﴿١٥﴾ ثُمَّ اِنَّكُمْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ تُبْعَثُوْنَ ﴿١٦﴾ وَلَقَدْ

پوءِ توهان ضرور وڦ١٣ مرڻ وارا آهيو. پوءِ توهان سمورا قيامت وڦ١٤ جي ڏينهن اُٿاريا ويندؤ. بيشڪ اسان توهان

خَلَقْنَا فَوْقَكُمْ سَبْعَ طَرَآئِقَ ۖ وَمَا كُنَّا عَنِ الْخَلْقِ غٰفِلِيْنَ ﴿١٧﴾ وَ

جي مٿان ست رستا بڻايا وڦ١٥ ۽ اسان خلق کان بي خبر نه آهيون. وڦ١٦

اَنْزَلْنَا مِنَ السَّمَآءِ مَآءًۢ بِقَدَرٍ فَاَسْكَنّٰهُ فِى الْاَرْضِ ۖ وَاِنَّا عَلٰى

۽ اسان آسمان مان پاڻي لاٿو وڦ١٧ هڪ اندازي تي وڦ١٨ پوءِ ان کي زمين ۾ رهايوسين. بيشڪ اسان

ذَهَابٍۭ بِهٖ لَقٰدِرُوْنَ ﴿١٨﴾ فَاَنْشَاْنَا لَكُمْ بِهٖ جَنّٰتٍ مِّنْ نَّخِيْلٍ

ان جي نيڻ تي قادر آهيون. وڦ١٩ پوءِ اسان ان مان توهان جي واسطي باغ پيدا ڪيا کجين

وَّاَعْنَابٍ ۘ لَكُمْ فِيْهَا فَوَاكِهُ كَثِيْرَةٌ وَّمِنْهَا تَاْكُلُوْنَ ﴿١٩﴾ وَشَجَرَةً

۽ انگورن جا توهان جي واسطي انهن ۾ گهڻيئي ميوا آهن وڦ٢٠ ۽ انهن منجهان کائو ٿا وڦ٢١. ۽ اهو وڻ پيدا

تَخْرُجُ مِنْ طُوْرِ سَيْنَآءَ تَنْۢبُتُ بِالدُّهْنِ وَصِبْغٍ لِّلْاٰكِلِيْنَ ﴿٢٠﴾

ڪيو جيڪو طور سينا مان نڪري ٿو وڦ٢٢ ڄمائي ٿو تيل ۽ ڪائيندڙن جي واسطي ٻوڙ

وَاِنَّ لَكُمْ فِى الْاَنْعَامِ لَعِبْرَةً ۖ نُسْقِيْكُمْ مِّمَّا فِيْ بُطُوْنِهَا وَلَكُمْ

وڦ٢٣ بيشڪ توهان جي واسطي چوپاين ۾ سمجهڻ جي جاءِ آهي. اسان توهان کي پياريون ٿا ان منجهان جيڪو انهن جي پيٽ ۾ آهي

فِيْهَا مَنَافِعُ كَثِيْرَةٌ وَّمِنْهَا تَاْكُلُوْنَ ﴿٢١﴾ وَعَلَيْهَا وَعَلَى الْفُلْكِ

وڦ٢٤ ۽ توهان جي واسطي انهن ۾ گهڻيئي فائدا آهن وڦ٢٥ ۽ انهن مان توهان جي خوراڪ آهي وڦ٢٦ ۽ انهن تي وڦ٢٧ ۽ ٻيڙيءَ تي وڦ٢٨

تُحْمَلُوْنَ ﴿٢٢﴾ وَلَقَدْ اَرْسَلْنَا نُوْحًا اِلٰى قَوْمِهٖ فَقَالَ يٰقَوْمِ اعْبُدُوا

سوار ڪيا وڃو ٿا. ۽ بيشڪ اسان نوح کي سندس قوم جي طرف موڪليو پوءِ ان چيو اي منهنجي قوم الله جي عبادت ڪريو

اللّٰهَ مَا لَكُمْ مِّنْ اِلٰهٍ غَيْرُهٗ ۖ اَفَلَا تَتَّقُوْنَ ﴿٢٣﴾ فَقَالَ الْمَلَؤُا

ان کان سواءِ توهان جو ڪو به معبود نه آهي ڇا پوءِ توهان کي خوف نه آهي وڦ٢٩ پوءِ ان جي قوم جي جن سردارن ڪفر ڪيو

الَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْ قَوْمِهٖ مَا هٰذَآ اِلَّا بَشَرٌ مِّثْلُكُمْ ۙ يُرِيْدُ اَنْ يَّتَفَضَّلَ

چيائون وڦ٣٠ هي ته نه آهي مگر توهان جهڙو ماڻهو، چاهي ٿو جو توهان جي مٿان وڏو ٿئي

عَلَيْكُمْ ۖ وَلَوْ شَآءَ اللّٰهُ لَاَنْزَلَ مَلٰٓئِكَةً ۖ مَّا سَمِعْنَا بِهٰذَا فِيْٓ اٰبَآئِنَا

وڦ٣١ ۽ الله گهري ها وڦ٣٢ ته ملائڪ لاهي ها اسان ته اهو پنهنجن اڳين ابن ڏاڏن کان

وقف لازم

ع ١ / ٢٢ / ١

وڦ١٣ پنهنجين عمرين پوري ٿيڻ تي.

وڦ١٤ حساب ۽ جزا جي لاءِ.

وڦ١٥ انهن مان مُراد ست آسمان آهن جيڪي ملائڪن جي چڙهڻ ۽ لهڻ جا رستا آهن.

وڦ١٦ سيني جي عملن، قولن ۽ خيالن کي ڄاڻون ٿا، ڪا به شيءِ اسان کان لڪل نه آهي.

وڦ١٧ يعني مينهن وسايوسي.

وڦ١٨ جيترو اسان جي علم ۽ حڪمت ۾ خلق جي ضرورتن جي لاءِ گهرجي.

وڦ١٩ جيئن پنهنجي قدرت سان نازل فرمايو سي، تيئن ان تي قادر به آهيون جو ان کي زائل ڪري ڇڏيون. پوءِ ٻانهن کي گهرجي ته ان نعمت جي شڪرگذاري سان حفاظت ڪن.

وڦ٢٠ قسم قسم جا.

وڦ٢١ سردي ۽ گرمي وغيره جي موسمن ۾ ۽ عيش ڪريون ٿا.

وڦ٢٢ هن وڻ مان مراد زيتون آهي.

وڦ٢٣ هيءُ ان ۾ عجيب صفت آهي ته اهو تيل به آهي جو هن مان تيل وارا نفعا ۽ فائدا حاصل ڪيا وڃن ٿا. ٻاريو به وڃي ٿو، دوا جي طريقي تي به ڪم ۾ آندو وڃي ٿو ۽ شوري جو ڪم به ڏئي ٿو جو اڪيلي ان سان ماني کائي سگهجي ٿي. وڦ٢٤ يعني ڪير خوشگوار طبيعت جي موافق، جيڪو لطيف غذا اٿيئي ٿو. وڦ٢٥ جو انهن جي وارن، کلن ۽ اُن مان ڪم وٺو ٿا. وڦ٢٦ جو انهن کي ذبح ڪري کائو ٿا. وڦ٢٧ خشڪي ۾. وڦ٢٨ درياءَ ۾. وڦ٢٩ ان جي عذاب جو جو ان کان سواءِ ٻين کي پوڄيو ٿا. وڦ٣٠ پنهنجي قوم جي ماڻهن کي ته. وڦ٣١ ۽ توهان کي پنهنجو تابع بڻائي.

وڦ٣٢ ته رسول کي موڪلي ۽ مخلوق پرستي جي ممانعت فرمائي.

الْاَوَّلِيْنَ ﴿٢۴﴾ اِنْ هُوَ اِلَّا رَجُلٌ بِهٖ جِنَّةٌ فَتَرَبَّصُوْا بِهٖ حَتّٰى

نہ ٻُڌو ف٣٣ اهو نہ آهي مگر هڪ چريو مڙس، ڪنهن زماني تائين ان جو انتظار ڪندا رهو

حِيْنٍ ﴿٢۵﴾ قَالَ رَبِّ انْصُرْنِيْ بِمَا كَذَّبُوْنِ ﴿٢٦﴾ فَاَوْحَيْنَآ اِلَيْهِ اَنِ

ف٣۴ نوح عرض ڪيو اي منهنجا رب منهنجي مدد فرماءِ ف٣۵ ان تي جو انهن مون کي ڪوڙو چيو. پوءِ اسان ان کي وحي موڪليو

اصْنَعِ الْفُلْكَ بِاَعْيُنِنَا وَوَحْيِنَا فَاِذَا جَآءَ اَمْرُنَا وَفَارَ التَّنُّوْرُ فَاسْلُكْ

ٻيڙي ناهڻ جو اسان جي نظر جي اڳيان ف٣٦ ۽ اسان جي حڪم سان پوءِ جڏهن اسان جو حڪم اچي ف٣٧ ۽ تنور ابرڻ لڳي ف٣٨

فِيْهَا مِنْ كُلٍّ زَوْجَيْنِ اثْنَيْنِ وَاَهْلَكَ اِلَّا مَنْ سَبَقَ عَلَيْهِ

پوءِ ان ۾ ويهار ف٣٩ هر جوڙي مان ٻه ف۴٠ ۽ پنهنجا گهر وارا ف۴١ مگر انهن منجهان اهو

الْقَوْلُ مِنْهُمْ ۚ وَلَا تُخَاطِبْنِيْ فِي الَّذِيْنَ ظَلَمُوْا ۚ اِنَّهُمْ مُّغْرَقُوْنَ ﴿٢٧﴾

جنهن تي ڳالهه اڳرائي ڪري چُڪي ف۴٢ ۽ انهن ظالمن جي معاملي ۾ مون سان نہ ڳالهائجانءِ ف۴٣ اهي ضرور

فَاِذَا اسْتَوَيْتَ اَنْتَ وَمَنْ مَّعَكَ عَلَى الْفُلْكِ فَقُلِ الْحَمْدُ لِلّٰهِ

ٻوڙيا ويندا. پوءِ جڏهن چڱي طرح سان ويهي رهين ٻيڙي تي تون ۽ تنهنجا ساٿي تہ پوءِ چئو

الَّذِيْ نَجّٰىنَا مِنَ الْقَوْمِ الظّٰلِمِيْنَ ﴿٢٨﴾ وَقُلْ رَّبِّ اَنْزِلْنِيْ

سڀ ڪا تعريف الله جي واسطي جنهن اسان کي انهن ظالمن کان ڇوٽڪارو ڏنو. ۽ عرض ڪر ف۴۴ اي منهنجا رب

مُنْزَلًا مُّبٰرَكًا وَّاَنْتَ خَيْرُ الْمُنْزِلِيْنَ ﴿٢٩﴾ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ

مون کي برڪت واري جاءِ تي لاهہ ۽ تون سڀ کان بهتر لاهيندڙ آهين. ۽ بيشڪ ان ۾ ف۴۵ ضرور نشانيون آهن ف۴٦

وَّاِنْ كُنَّا لَمُبْتَلِيْنَ ﴿٣٠﴾ ثُمَّ اَنْشَاْنَا مِنْۢ بَعْدِهِمْ قَرْنًا اٰخَرِيْنَ ﴿٣١﴾

۽ بيشڪ ضرور اسان پرکڻ وارا هئاسون. ف۴٧ ۽ انهن کان پوءِ ف۴٨ اسان ٻيون قومون پيدا ڪيون ف۴٩

فَاَرْسَلْنَا فِيْهِمْ رَسُوْلًا مِّنْهُمْ اَنِ اعْبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمْ مِّنْ اِلٰهٍ

پوءِ اسان انهن ۾ هڪڙو رسول انهن منجهان موڪليو ف۵٠ تہ الله جي بندگي ڪريو ان کان سواءِ توهان جو ڪو ٻيو خدا نہ آهي

غَيْرُهٗ ؕ اَفَلَا تَتَّقُوْنَ ﴿٣٢﴾ وَقَالَ الْمَلَاُ مِنْ قَوْمِهِ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَ

ڇا پوءِ توهان ڊڄو نہ ٿا. ف۵١ ۽ چيو ان قوم جي سردارن جن ڪفر ڪيو ۽

كَذَّبُوْا بِلِقَآءِ الْاٰخِرَةِ وَاَتْرَفْنٰهُمْ فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا ۙ مَا هٰذَآ اِلَّا

آخرت جي حاضري ف۵٢ کي ڪوڙو سمجهائون ۽ اسان انهن کي دنيا جي زندگي ۾ آرام ڏنو ف۵٣ جو هيءُ تہ نہ آهي مگر

ع ١٠/٢



ف٣٣ تہ بشر بہ رسول ٿيندو آهي. هيءُ انهن جي ڪمال بيوقوفي هئي تہ بشر جو رسول هجڻ تسليم نہ ڪيائون ۽ پٿرن کي خدا مڃيائون ۽ انهن حضرت نوح عليہ السلام جي متعلق هي بہ چيو.

ف٣۴ تہ جيئن ان جو جنون ختم ٿئي. ايئن ٿيو تہ خير ورنہ ان کي قتل ڪري ڇڏيو. جڏهن حضرت نوح عليہ السلام انهن ماڻهن جي ايمان آڻڻ کان مايوس ٿيو ۽ انهن جي هدايت لهڻ جي اميد نہ رهي تہ پوءِ حضرت.

ف٣۵ ۽ هن قوم کي هلاڪ ڪر.

ف٣٦ يعني اسان جي مدد ۽ حفاظت ۾.

ف٣٧ انهن جي هلاڪت جو ۽ عذاب جا نشان ظاهر ٿين.

ف٣٨ ۽ ان مان پاڻي نڪري. پوءِ اها نشاني آهي عذاب جي شروع ٿيڻ جي.

ف٣٩ يعني ٻيڙي ۾ حيوانن جي.

ف۴٠ نر ۽ مادي.

ف۴١ يعني پنهنجي مؤمن بيبي ۽ ايماندار اولاد يا سمورا مؤمن.

ف۴٢ ۽ ڪلامِ ازلي ۾ انهن جو عذاب ۽ هلاڪ ٿيڻ مقرر ٿي چُڪو. اهو سندس پٽ ڪنعان هو ۽ هڪ عورت جو اهي ٻئي ڪافر هئا. باقي پنهنجن ٽن فرزندن سام حام ۽ يافث ۽ انهن جي گهر وارين کي ۽ ٻين مؤمنن کي سوار ڪيائين. ڪُل ماڻهو جيڪي ٻيڙي ۾ هئا تن جو تعداد اٺهتر هو ماڏ مرد ۽ اڌ عورتون.

ف۴٣ ۽ انهن جي لاءِ ڇوٽڪارو طلب نہ ڪر ۽ دعا نہ فرماءِ.

ف۴۴ ٻيڙي مان لهڻ وقت يا ان ۾ سوار ٿيڻ وقت.

ف۴۵ يعني حضرت نوح عليہ السلام جي واقعي ۾ ۽ ان ۾ جيڪو حق جي دشمنن سان ڪيو ويو.

ف۴٦ ۽ عبرتون، نصيحتون ۽ قدرتِ الاهي جا دليل آهن.

ف۴٧ ان قوم جي حضرت نوح عليہ السلام کي ان ۾ موڪلي

ڪري ۽ ان کي وعظ ۽ نصيحت تي مقرر فرمائي، تہ جيئن ظاهر ٿي وڃي تہ عذاب جي نازل ٿيڻ کان اڳ ڪير نصيحت قبول ڪري ٿو ۽ تصديق ۽ اطاعت ڪري ٿو ۽ ڪير تڪذيب ۽ مخالفت ڪري ٿو ۽ ان تي جمي بيهي ٿو. ف۴٨ يعني نوح جي قوم جي عذاب ۽ هلاڪت کان. ف۴٩ يعني عاد، هود جي قوم. ف۵٠ يعني هود عليہ السلام ۽ ان جي معرفت ان قوم کي حڪم ڏنائين.

ف۵١ ان جي عذاب جو تہ شرڪ ڇڏيو ۽ ايمان آڻيو. ف۵٢ ۽ ان جي ثواب ۽ عذاب وغيره. ف۵٣ يعني ڪي ڪافر، جن کي الله تعالیٰ زندگي جي ڪشادگي ۽ دنيا جي نعمت عطا فرمائي هئي ۽ پنهنجي محبوب پيغمبر ڪريم صلی الله تعالیٰ عليہ وسلم جن جي نسبت پنهنجي قوم جي ماڻهن کي چوڻ لڳا.

بَشَرٌ مِّثْلُكُمْ يَأْكُلُ مِمَّا تَأْكُلُونَ مِنْهُ وَيَشْرَبُ مِمَّا تَشْرَبُونَ ﴿٣٣﴾

توهان جهڙو انسان جيڪي توهان کائو ٿا انهيءَ مان کائي ٿو ۽ جيڪي توهان پيئو ٿا انهيءَ منجهان پيئي ٿو ف٥٤.

وَلَئِنْ أَطَعْتُمْ بَشَرًا مِّثْلَكُمْ إِنَّكُمْ إِذًا لَّخَاسِرُونَ ﴿٣٤﴾ أَيَعِدُكُمْ أَنَّكُمْ

جيڪڏهن توهان ڪنهن پاڻ جهڙي ماڻهو جي فرمانبرداري ڪئي تڏهن ته توهان ضرور گهاٽي ۾ ٿيندؤ. ڇا توهان کي هي واعدو ڏئي ٿو

إِذَا مِتُّمْ وَكُنتُمْ تُرَابًا وَعِظَامًا أَنَّكُم مُّخْرَجُونَ ﴿٣٥﴾ هَيْهَاتَ هَيْهَاتَ

ته جڏهن توهان مري ويندؤ ۽ مٽي ۽ هڏا ٿي ويندؤ ان کان پوءِ وري ڪڍيا ويندؤ ف٥٥. ڪيترو پري آهي جنهن جو

لِمَا تُوعَدُونَ ﴿٣٦﴾ إِنْ هِيَ إِلَّا حَيَاتُنَا الدُّنْيَا نَمُوتُ وَنَحْيَا وَمَا

توهان کي واعدو ڏنو وڃي ٿو ف٥٦ اهو نه آهي مگر اسانجي دنيا جي زندگي ف٥٧ جو اسان مرون ٿا جيئون ٿا ف٥٨

نَحْنُ بِمَبْعُوثِينَ ﴿٣٧﴾ إِنْ هُوَ إِلَّا رَجُلٌ افْتَرَىٰ عَلَى اللَّهِ كَذِبًا وَ

۽ اسان کي اٿڻو نه آهي ف٥٩. اهو ته نه آهي مگر هڪ مرد جنهن الله تي ڪوڙ گهڙيو ف٦٠

مَا نَحْنُ لَهُ بِمُؤْمِنِينَ ﴿٣٨﴾ قَالَ رَبِّ انصُرْنِي بِمَا كَذَّبُونِ ﴿٣٩﴾ قَالَ عَمَّا

۽ اسان ان کي مڃڻ وارا نه آهيون ف٦١ عرض ڪيائين اي منهنجا رب منهنجي مدد ڪر ان تي جو مون کي ڪوڙو چيائون.

قَلِيلٍ لَّيُصْبِحُنَّ نَادِمِينَ ﴿٤٠﴾ فَأَخَذَتْهُمُ الصَّيْحَةُ بِالْحَقِّ فَجَعَلْنَاهُمْ

الله فرمايو ٿوري دير کان پوءِ صبح ڪندا پڇتائيندي ف٦٢ پوءِ انهن کي اچي پڪڙيو سچي چيخ ف٦٣ پوءِ اسان انهن کي

غُثَاءً ۚ فَبُعْدًا لِّلْقَوْمِ الظَّالِمِينَ ﴿٤١﴾ ثُمَّ أَنشَأْنَا مِن بَعْدِهِمْ قُرُونًا

ڪري ڇڏيو گاهه لتاڙيل ف٦٤ پوءِ پري هجن ف٦٥ ظالم ماڻهو. پوءِ انهن کان بعد اسان بيون قومون

آخَرِينَ ﴿٤٢﴾ مَا تَسْبِقُ مِنْ أُمَّةٍ أَجَلَهَا وَمَا يَسْتَأْخِرُونَ ﴿٤٣﴾ ثُمَّ

پيدا ڪيون ف٦٦. ڪا به امت پنهنجي وقت کان نه ته اڳ ۾ وڃي نه نه پٺتي رهي ٿي ف٦٧. پوءِ

أَرْسَلْنَا رُسُلَنَا تَتْرَا ۖ كُلَّ مَا جَاءَ أُمَّةً رَّسُولُهَا كَذَّبُوهُ ۚ فَأَتْبَعْنَا

اسان پنهنجا رسول موڪليا هڪ ٻئي پٺيان، جڏهن ڪنهن امت وٽ سندس رسول آيو ته انهن ان کي ڪوڙو چيو ف٦٨

بَعْضَهُم بَعْضًا وَجَعَلْنَاهُمْ أَحَادِيثَ ۚ فَبُعْدًا لِّقَوْمٍ لَّا يُؤْمِنُونَ ﴿٤٤﴾

پوءِ اسان اڳين سان پوئين کي ملائي ڇڏيو ف٦٩ ۽ انهن کي آکاڻيون بڻائي ڇڏيو ف٧٠ پوءِ پري هجن اهي ماڻهو جيڪي ايمان

ثُمَّ أَرْسَلْنَا مُوسَىٰ وَأَخَاهُ هَارُونَ بِآيَاتِنَا وَسُلْطَانٍ مُّبِينٍ ﴿٤٥﴾

نه ٿا آڻين. پوءِ اسان موسىٰ ۽ ان جي ڀاءُ هارون کي پنهنجي آيتن ۽ روشن سند ف٧١ سان موڪليو.



ف٥٤ يعني جيڪڏهن هي نبي هجي ها ته ملائڪن وانگر کائڻ پيئڻ کان پاڪ هجي ها. انهن باطن جي انڌن نبوت جي ڪمالات کي نه ڏٺو ۽ کائڻ پيئڻ جا اوصاف ڏسي ڪري نبي کي پاڻ وانگر بشر چوڻ لڳا. اهو بنياد انهن جي گمراهي جو ٿيو. اهڙي طرح انهيءَ مان انهن هي نتيجو ڪڍيو جو پاڻ ۾ چوڻ لڳا.

ف٥٥ قبرن مان زنده.

ف٥٦ يعني انهن مرڻ کان پوءِ زنده ٿيڻ کي تمام دور جاتو ۽ سمجهيو ته ايئن ڪڏهن ٿيڻ وارو ئي نه آهي ۽ انهيءَ باطل خيال جي بنا تي چوڻ لڳا.

ف٥٧ هن مان انهن جو مطلب هي هو ته ان دنيوي زندگي کان سواءِ ٻي ڪا زندگي نه آهي. صرف ايترو ئي آهي.

ف٥٨ جو اسان ۾ ڪو مري ٿو ۽ ڪو پيدا ٿئي ٿو.

ف٥٩ مرڻ کان پوءِ ۽ انهن پنهنجي رسول عليه الصلوٰة والسلام جن جي نسبت هي چيو.

ف٦٠ جو پنهنجو پاڻ کي ان جو نبي ٻڌايائين ۽ مرڻ کان پوءِ زنده ڪرڻ جي خبر ڏنائين.

ف٦١ حضرت پيغمبر عليه الصلوٰة والسلام جڏهن انهن جي ايمان کان مايوس ٿيو ۽ ان ڏٺو ته قوم انتهائي سرڪشي تي آهي، تڏهن انهن جي حق ۾ بد دعا گهريائين ۽ بارگاهِ الاهي ۾.

ف٦٢ پنهنجي ڪفر ۽ تڪذيب تي، جڏهن عذاب الاهي کي ڏسندا.

ف٦٣ يعني اهي عذاب ۽ هلاڪت ۾ گرفتار ڪيا ويا.

ف٦٤ يعني اهي هلاڪ ٿي سڪل گاهه وانگر ٿي ويا.

ف٦٥ يعني خدا جي رحمت کان پري ٿين، نبين سڳورن جي تڪذيب ڪرڻ وارا.

ف٦٦ مثلاً قوم صالح، قوم لوط ۽ قوم شعيب وغيره.

ف٦٧ جنهن جي لاءِ هلاڪت جو جيڪو وقت مقرر آهي، اها ٺيڪ انهيءَ وقت هلاڪ ٿيندي. ان ۾ ڪجهه به اڳرائي ۽ دير نه ٿي سگهي. ف٦٨ ۽ ان جي هدايت کي نه مڃيو ۽ ان تي ايمان نه آندو. ف٦٩ ۽ پوين کي اڳين وانگر هلاڪ ڪري ڇڏيوسي. ف٧٠ جو پويان انساني وانگر انهن جو حال بيان ڪن ۽ انهن جي عذاب ۽ هلاڪت جو بيان عبرت جو سبب ٿئي. ف٧١ مثلاً عصا (لٺ) ۽ يدِ بيضا (اڇو هٿ) وغيره معجزن.

اِلٰى فِرْعَوْنَ وَمَلَا۟ئِهٖ فَاسْتَكْبَرُوْا وَكَانُوْا قَوْمًا عَالِيْنَ ﴿۴٦﴾ فَقَالُوْٓا

فرعون ۽ ان جي درٻارين جي طرف پوءِ انهن وڏائي ڪئي و٧٢ ۽ اهي ماڻهو ڏاڍائي ۾ هئا. و٧٣ پوءِ چيائون

اَنُؤْمِنُ لِبَشَرَيْنِ مِثْلِنَا وَقَوْمُهُمَا لَنَا عٰبِدُوْنَ ﴿۴٧﴾ فَكَذَّبُوْهُمَا

ڇا اسان ايمان آڻيون پاڻ جهڙن ٻن ماڻهن تي و٧٤ ۽ انهن جي قوم اسان جي بندگي ڪري رهي آهي و٧٥ پوءِ انهن ٻنهي کي ڪوڙو چيائون

فَكَانُوْا مِنَ الْمُهْلَكِيْنَ ﴿۴٨﴾ وَلَقَدْ اٰتَيْنَا مُوْسَى الْكِتٰبَ لَعَلَّهُمْ

پوءِ اهي ئي پيا هلاڪ ڪيلن مان و٧٦ ۽ بيشڪ اسان موسىٰ کي ڪتاب عطا فرمايو و٧٧ جو من انهن کي

يَهْتَدُوْنَ ﴿۴٩﴾ وَجَعَلْنَا ابْنَ مَرْيَمَ وَاُمَّهٗٓ اٰيَةً وَّاٰوَيْنٰهُمَآ اِلٰى رَبْوَةٍ

و٧٨ هدايت ٿئي. ۽ اسان مريم ۽ ان جي پٽ کي و٧٩ نشاني ڪيو ۽ انهن کي جاءِ ڏني سين هڪ بلند زمين تي و٨٠

ذَاتِ قَرَارٍ وَّمَعِيْنٍ ﴿۵٠﴾ يٰٓاَيُّهَا الرُّسُلُ كُلُوْا مِنَ الطَّيِّبٰتِ وَاعْمَلُوْا

جا ٿي رهائش جي جاءِ ۽ نظر جي سامهون وهندڙ پاڻي آهي و٨١ اي پيغمبرو پاڪيزه شيون کائو و٨٢

صَالِحًا ۭ اِنِّىْ بِمَا تَعْمَلُوْنَ عَلِيْمٌ ﴿۵١﴾ وَاِنَّ هٰذِهٖٓ اُمَّتُكُمْ اُمَّةً

۽ چڱا ڪم ڪريو مان توهان جي عملن کي ڄاڻان ٿو. و٨٣ بيشڪ هي توهان جو

وَّاحِدَةً وَّاَنَا رَبُّكُمْ فَاتَّقُوْنِ ﴿۵٢﴾ فَتَقَطَّعُوْٓا اَمْرَهُمْ بَيْنَهُمْ زُبُرًا ۭ

دين هڪڙو ئي دين آهي و٨٤ ۽ مان توهان جو رب آهيان پوءِ مون کان ڊڄو. پوءِ انهن جي امتن پنهنجو ڪم پاڻ ۾

كُلُّ حِزْبٍۢ بِمَا لَدَيْهِمْ فَرِحُوْنَ ﴿۵٣﴾ فَذَرْهُمْ فِيْ غَمْرَتِهِمْ حَتّٰى

ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو و٨٥ هر ٽولا ان تي خوش آهي جيڪي ان وٽ آهي و٨٦ پوءِ تون انهن کي ڇڏي ڏي انهن جي نشي ۾ و٨٧ هڪڙي

حِيْنٍ ﴿۵۴﴾ اَيَحْسَبُوْنَ اَنَّمَا نُمِدُّهُمْ بِهٖ مِنْ مَّالٍ وَّبَنِيْنَ ﴿۵۵﴾ نُسَارِعُ

وقت تائين و٨٨ ڇا هي خيال ڪري رهيا آهن ته جيڪا اسان انهن جي مدد ڪري رهيا آهيون مال ۽ پٽن سان و٨٩ هي جلد جلد

لَهُمْ فِي الْخَيْرٰتِ ۭ بَلْ لَّا يَشْعُرُوْنَ ﴿۵٦﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ هُمْ مِّنْ

انهن کي ڀلايون ڏيون ٿا و٩٠ بلڪ انهن کي خبر نه آهي و٩١ بيشڪ اهي جيڪي پنهنجي رب جي خوف کان

خَشْيَةِ رَبِّهِمْ مُّشْفِقُوْنَ ﴿۵٧﴾ وَالَّذِيْنَ هُمْ بِاٰيٰتِ رَبِّهِمْ يُؤْمِنُوْنَ ﴿۵٨﴾

ڊڄندڙ آهن و٩٢. ۽ اهي جيڪي پنهنجي رب جي آيتن تي ايمان رکن ٿا. و٩٣

وَالَّذِيْنَ هُمْ بِرَبِّهِمْ لَا يُشْرِكُوْنَ ﴿۵٩﴾ وَالَّذِيْنَ يُؤْتُوْنَ مَآ اٰتَوْا وَّ

۽ اهي پنهنجي رب سان ڪنهن کي شريڪ نٿا ڪن. ۽ اهي جيڪي ڏين ٿا جو ڪجهه ڏيون و٩٤ ۽

ع ١٨ ٣



و٧٢ ۽ پنهنجي تڪبر جي ڪري ايمان نه آندائون.

و٧٣ بني اسرائيل تي پنهنجي ظلم ۽ ڏاڍ کان جڏهن حضرت موسىٰ ۽ هارون عليهما السلام انهن کي اسلام جي دعوت ڏني.

و٧٤ يعني حضرت موسىٰ ۽ حضرت هارون تي.

و٧٥ يعني بني اسرائيل اسان جا تابع آهن. پوءِ اهو ڪيئن پسند ٿئي جو انهيءَ قوم جي ٻن ماڻهن تي ايمان آڻي سندن فرمانبردار ٿي وڃون.

و٧٦ ۽ ٻوڙيا ويا.

و٧٧ يعني توريت شريف فرعون ۽ ان جي قوم جي هلاڪت کان پوءِ.

و٧٨ يعني حضرت موسىٰ عليه السلام جي قوم بني اسرائيل کي.

و٧٩ يعني حضرت عيسىٰ عليه السلام کي پيءُ کان سواءِ پيدا فرمائي پنهنجي قدرت جي.

و٨٠ ان مان مراد يا بيت المقدس آهي يا دمشق يا فلسطين، ڪيترائي قول آهن.

و٨١ يعني هموار ڪشادي زمين. ميون واري جنهن ۾ رهڻ وارا آرام سان زندگي گذارن ٿا.

و٨٢ هتي پيغمبرن مان مراد يا سمورا رسول آهن ۽ هر هڪ رسول کي پنهنجي زماني ۾ اهاندا فرمائي وئي. يا رسول مان مراد خاص حضور پرنور محبوب سيد الڪونين صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن آهن يا حضرت عيسىٰ عليه السلام. ڪيترائي قول آهن.

و٨٣ انهن جي جزا عطا فرمائيندس.

و٨٤ يعني اسلام.

و٨٥ ۽ ٽولا ٽولا ٿي ويا يهودي، نصاريٰ ۽ مجوسي وغيره.

و٨٦ ۽ پنهنجو پاڻ کي حق تي ڄاڻي ٿو ۽ ٻين کي باطل تي سمجهي ٿو. اهڙي طرح انهن جي وچ ۾ ديني اختلافات آهن. هاڻي محبوب سرور ڪونين صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي خطاب ٿئي ٿو. و٨٧ يعني انهن جي ڪفر ۽ گمراهي ۽ انهن جي جهالت ۽ غفلت ۾. و٨٨ يعني انهن جي موت جي وقت تائين. و٨٩ دنيا ۾. و٩٠ ۽ اسان جون اهي نعمتون انهن جي عملن جي جزا آهن يا اسان جي راضي ٿيڻ جا دليل آهن. اهڙو خيال ڪرڻ غلط آهي. وا تعراهو نه آهي. و٩١ جو اسان انهن کي ڍر ڏيئي رهيا آهيون. و٩٢ انهن کي ان جي عذاب جو خوف آهي. حضرت حسن بصري رضى الله تعالىٰ عنه فرمايو ته مؤمن نيڪي ڪري ٿو ۽ خدا کان ڊڄي ٿو ۽ ڪافر برائي ڪري ٿو ۽ بي خوف رهي ٿو. و٩٣ ۽ ان جي ڪتابن کي مڃن ٿا. و٩٤ زڪواة ۽ صدقا يا هيءَ معنيٰ آهي چڱا ڪم بجا آڻن ٿا.

قُلُوبُهُمْ وَجِلَةٌ أَنَّهُمْ إِلَىٰ رَبِّهِمْ رَاجِعُونَ ﴿٦٠﴾ أُولَٰئِكَ يُسَارِعُونَ

انهن جون دليون ڊڄي رهيون آهن هن طرح جو انهن کي پنهنجي ربّ جي طرف موٽڻو آهي و٩٥. اهي ماڻهو چڱاين ۾ جلدي ڪن ٿا

فِي الْخَيْرَاتِ وَهُمْ لَهَا سَابِقُونَ ﴿٦١﴾ وَلَا نُكَلِّفُ نَفْسًا إِلَّا وُسْعَهَا

۽ اهي ئي سڀ کان پهريائين انهن کي پهچن ٿا. و٩٦ اسان ڪنهن به ساهه تي وزن نه رکندا آهيون مگر ان جي طاقت آهر

وَلَدَيْنَا كِتَابٌ يَنطِقُ بِالْحَقِّ ۚ وَهُمْ لَا يُظْلَمُونَ ﴿٦٢﴾ بَلْ قُلُوبُهُمْ

۽ اسان وٽ هڪڙو ڪتاب آهي جيڪو حق ڳالهائي ٿو و٩٧ ۽ انهن تي ظلم نه ٿيندو و٩٨ بلڪ انهن جون دليون

فِي غَمْرَةٍ مِّنْ هَٰذَا وَلَهُمْ أَعْمَالٌ مِّن دُونِ ذَٰلِكَ هُمْ لَهَا عَامِلُونَ ﴿٦٣﴾

ان کان و٩٩ غفلت ۾ آهن ۽ سندن ڪم انهن ڪان جدا آهن و١٠٠ جيڪي اهي ڪري

حَتَّىٰ إِذَا أَخَذْنَا مُتْرَفِيهِم بِالْعَذَابِ إِذَا هُمْ يَجْأَرُونَ ﴿٦٤﴾ لَا

رهيا آهن. ايستائين جو جڏهن اسان انهن جي اميرن کي عذاب ۾ پڪڙيو و١٠١ ته هن اهي دانهون ڪرڻ لڳا و١٠٢

تَجْأَرُوا الْيَوْمَ ۖ إِنَّكُم مِّنَّا لَا تُنصَرُونَ ﴿٦٥﴾ قَدْ كَانَتْ آيَاتِي تُتْلَىٰ

اڄ فرياد نه ڪريو اسان جي طرفان توهان جي مدد نه ٿيندي. بيشڪ منهنجون آيتون و١٠٣ توهان تي پڙهيون

عَلَيْكُمْ فَكُنتُمْ عَلَىٰ أَعْقَابِكُمْ تَنكِصُونَ ﴿٦٦﴾ مُسْتَكْبِرِينَ بِهِ سَامِرًا

وينديون هيون پوءِ توهان پنهنجين ڪڙين ڀر پوئين پيرين موٽندا هيو و١٠٤ حرم جي خدمت تي وڏائي ڪريو ٿا و١٠٥ رات جو اتي

تَهْجُرُونَ ﴿٦٧﴾ أَفَلَمْ يَدَّبَّرُوا الْقَوْلَ أَمْ جَاءَهُم مَّا لَمْ يَأْتِ آبَاءَهُمُ

بيهوديون ڪهاڻيون بڪو ٿا و١٠٦ حق کي ڇڏي ڪا. ڇا انهن ڳالهه کي نه سمجهيو و١٠٧ يا انهن وٽ اهو آيو جيڪو انهن جي ابن ڏاڏن

الْأَوَّلِينَ ﴿٦٨﴾ أَمْ لَمْ يَعْرِفُوا رَسُولَهُمْ فَهُمْ لَهُ مُنكِرُونَ ﴿٦٩﴾ أَمْ

وٽ نه آيو هو و١٠٨ يا انهن پنهنجي رسول کي نه سڃاتو و١١٠ پوءِ اهي ان کي اوپرو سمجهي رهيا آهن. و١١١ يا

يَقُولُونَ بِهِ جِنَّةٌ ۚ بَلْ جَاءَهُم بِالْحَقِّ وَأَكْثَرُهُمْ لِلْحَقِّ كَارِهُونَ ﴿٧٠﴾

چون ٿا ان کي سوداء آهي و١١٢ بلڪ اهو ته انهن وٽ حق وٺي آيو و١١٣ ۽ انهن مان گهڻن کي حق برو

وَلَوِ اتَّبَعَ الْحَقُّ أَهْوَاءَهُمْ لَفَسَدَتِ السَّمَاوَاتُ وَالْأَرْضُ وَمَن

لڳي ٿو و١١٤. ۽ جيڪڏهن حق و١١٥ انهن جي خواهشن جي پيروي ڪري ها و١١٦ ته ضرور تباهه ٿي وڃن ها آسمان ۽ زمين

فِيهِنَّ ۚ بَلْ أَتَيْنَاهُم بِذِكْرِهِمْ فَهُمْ عَن ذِكْرِهِم مُّعْرِضُونَ ﴿٧١﴾

۽ جيڪي انهن ۾ آهن و١١٧ بلڪ اسان ته انهن وٽ اها شيءِ آندي و١١٨ جنهن ۾ انهن جي ناموري هئي پوءِ اهي پنهنجي



و٩٥ ترمذي جي حديث ۾ آهي ته حضرت ام المؤمنين عائشه صديقه رضي الله تعالىٰ عنها، حضور محبوب سيدِ عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن کان معلوم ڪيو ته ڇا هن آيت ۾ انهن ماڻهن جو بيان آهي، جيڪي شراب پيئن ٿا ۽ چوري ڪن ٿا؟ فرمايائون اي صديق جي اکين جا ٺارا ايئن نه آهي. هي انهن ماڻهن جو بيان آهي، جيڪي روزا رکن ٿا، صدقا ڏين ٿا ۽ ڊڄندا رهن ٿا ته ڪٿي اهي عمل نامقبول نه ٿي وڃن. و٩٦ يعني نيڪين کي. معنىٰ هي آهي ته اهي نيڪين ۾ ٻين امتن تي اڳرائي ڪن ٿا. و٩٧ ان ۾ هر شخص جو عمل لکيل آهي ۽ اهو لوحِ محفوظ آهي. و٩٨ نه ڪنهن جي نيڪي گهٽائي ويندي، نه برائي وڌائي ويندي ان کان پوءِ ڪافرن جو ذڪر فرمايو وڃي ٿو. و٩٩ يعني قرآن شريف کان. و١٠٠ جيڪي ايماندارن جا ذڪر ڪيا ويا. و١٠١ ۽ اهي روز بروز تلوار جي هيٺان ڪيا ويا ۽ هڪ قول هي آهي ته ان عذاب مان مراد فاقن ۽ بک جي اها مصيبت آهي جيڪا حضور پُرنور محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي دعا سان انهن تي مسلط ڪئي ويئي هئي ۽ ان ڏڪر سان انهن جي حالت ايستائين پهچي ويئي هئي جو اهي ڪتا ۽ مُئل جانور به کائي ٿي ويا. و١٠٢ هاڻي انهن جو جواب هي آهي ته. و١٠٣ يعني قرآن پاڪ جون آيتون. و١٠٤ ۽ انهن آيتن کي نه مڃيندا هيو ۽ انهن تي ايمان نه آڻيندا هيو. و١٠٥ ۽ هي چوندي ته اسان حرم وارا آهيون ۽ بيت الله جا پاڙيسري آهيون، اسان تي ڪو غالب نه ٿيندو ۽ اسان کي ڪنهن جو خوف نه آهي. و١٠٦ ڪعبه معظمه جي چوڌاري گڏ ٿي ڪري ۽ انهن ڪهاڻين ۾ گهڻو ڪري قرآن پاڪ تي طعنو ۽ ان کي جادو ۽ شعر چوڻ ۽ محبوب سيد عالم عليه الصلوٰة والسلام جن جي شان ۾ اجايون ڳالهيون چوڻ هوند رهو. و١٠٧ يعني محبوب پيغمبر ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن کي ۽ مٿن ايمان آڻڻ کي ۽ قرآن ڪريم کي. و١٠٨ يعني قرآن ڪريم ۾ غور نه ڪيائون ۽ ان جي اعجاز تي نظر نه وڌائون، جنهن سان انهن کي معلوم ٿئي ها ته اهو ڪلام حق آهي، ان جي تصديق لازم آهي ۽ جيڪو ڪجهه ان ۾ ارشاد فرمايو ويو، اهو سڀ حق ۽ واجب التسليم آهي ۽ محبوب سيد الڪونين صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي صدق ۽ حقانيت تي ان ۾ چٽيون دلالتون موجود آهن. و١٠٩ يعني رسول جو تشريف فرمائڻ اهڙي نرالي ڳالهه نه آهي، جيڪا اڳين زماني ۾ ٿي ئي نه هجي ۽ اهي هي چئي سگهن ته اسان کي خبر ئي نه هئي ته خدا جي طرف کان رسول ايندا به آهن، ڪڏهن پهرياڻين ڪو رسول آيو هجي ها ۽ اسان ان جو ذڪر ٻڌو هجي ها ته پوءِ اسان ڇو اُن رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن کي نه مڃون ها. ان عذر ڪرڻ جو موقعو به نه آهي، ڇو ته اڳين امتن ۾ رسول اچي چڪا آهن ۽ خدا جا ڪتاب نازل ٿي چڪا آهن. و١١٠ ۽ محبوب ڪريم جن جي عمر شريف جي ساري احوال کي نه ڏٺائون ۽ سندن عالي نسب ۽ صدق ۽ امانت ۽ زياده عقل، سهڻو اخلاق ۽ ڪمال بردباري، وفا، ڪرم مروت وغيره پاڪ اخلاق ۽ سهڻين صفتن ۽ ڪنهن کان سکڻ کان سواءِ سندن علم ۾ ڪامل ۽ ساري جهان کان اعلم ۽ فائق ٿيڻ کي نه ڄاتائون. ڇا ايئن آهي؟ و١١١ حقيقت ۾ اها ڳالهه ته نه آهي، بلڪ اهي محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن کي ۽ سندن وصفن ۽ ڪمالات کي خوب ڄاڻن ٿا ۽ سندن برگزيده صفتون شهرهٔ آفاق آهن. و١١٢ اهو به سراسر غلط ۽ باطل آهي ڇو ته اهي ڄاڻن ٿا ته پاڻ سڀني کان وڌيڪ سگهارا ۽ داناءُ ۽ ڪامل العقل شخص انهن جي ڏسڻ ۾ نه آيو. و١١٣ يعني قرآن ڪريم، جيڪو توحيدِ الاهي ۽ احڪامِ دين تي مشتمل آهي. و١١٤ ڇو ته ان ۾ انهن جي نفساني خواهشن جي مخالفت آهي. ان ڪري اهي محبوب حضرت پيغمبر ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن ۽ سندن صفتن ۽ ڪمالات کي ڄاڻڻ جي باوجود حق جي مخالفت ڪن ٿا. اڪثر جي قيد مان ثابت ٿئي ٿو ته اهو حال انهن ۾ گهڻن ماڻهن جو آهي. اهڙي طرح ڪي انهن ۾ اهڙا به هئا جيڪي حق تي ڄاڻيندا هئا ۽ حق انهن کي بُرو به نه لڳندو هو، پر انهن پنهنجي قوم جي موافقت يا انهن جي طعني ۽ ملامت جي خوف کان ايمان نه آندو، جيئن ابوطالب. و١١٥ يعني قرآن شريف. و١١٦ هن طرح ته ان ۾ اهي مضمون ذڪر ٿيل هجن، جن جي ڪافر خواهش ڪن ٿا. جيئن ڇند خدا هجڻ ۽ خدا جا پُٽ ۽ ڌيئرون هجڻ وغيره ڪفريات. و١١٧ ۽ ساري جهان جو نظام تباهه ٿي وڃي ها. و١١٨ يعني قرآن پاڪ.

اَمْ تَسْـَٔلُهُمْ خَرْجًا فَخَرَاجُ رَبِّكَ خَيْرٌ ۖ وَّهُوَ خَيْرُ الرّٰزِقِيْنَ ﴿٧٢﴾ وَ

عڄ ڪان اُن مان ڪجهه اجرت گهرين ٿو ته تنهنجي رب جو اجر سڀ کان چڱو ۽ اهو ئي سڀني کان بهتر رزق ڏيندڙ آهي ۽ بيشڪ

اِنَّكَ لَتَدْعُوْهُمْ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ﴿٧٣﴾ وَاِنَّ الَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ

بيشڪ تون انهن کي سڌي وات جي طرف سڏين ٿو ١٢١ ۽ بيشڪ جيڪي آخرت تي ايمان نه ٿا رکن

بِالْاٰخِرَةِ عَنِ الصِّرَاطِ لَنٰكِبُوْنَ ﴿٧٤﴾ وَلَوْ رَحِمْنٰهُمْ وَكَشَفْنَا مَا بِهِمْ

ضرور سڌي وات کان ١٢٢ پاسو ڪندڙ آهن. ۽ جيڪڏهن اسان انهن تي رحم ڪريون ۽ انهن کي پهتل مصيبت ١٢٣

مِّنْ ضُرٍّ لَّلَجُّوْا فِيْ طُغْيَانِهِمْ يَعْمَهُوْنَ ﴿٧٥﴾ وَلَقَدْ اَخَذْنٰهُمْ

ٽاري ڇڏيون ته ضرور هٺ ڌرمي ڪندا پنهنجي سرڪشي ۾ ڀٽڪندي ١٢٤ ۽ بيشڪ اسان انهن کي عذاب ۾

بِالْعَذَابِ فَمَا اسْتَكَانُوْا لِرَبِّهِمْ وَمَا يَتَضَرَّعُوْنَ ﴿٧٦﴾ حَتّٰٓى اِذَا

پڪڙيو ١٢٥ پوءِ نه ته اهي پنهنجي رب جي حضور ۾ جهڪيا ۽ نه ئي عاجزي ۽ زاري ڪن ٿا ١٢٦ ايستائين جو جڏهن

فَتَحْنَا عَلَيْهِمْ بَابًا ذَا عَذَابٍ شَدِيْدٍ اِذَا هُمْ فِيْهِ مُبْلِسُوْنَ ﴿٧٧﴾

اسان انهن تي کوليو ڪنهن سخت عذاب جو دروازو ١٢٧ ته هاڻي اهي ان ۾ نا اميد ٿين ٿا.

وَهُوَ الَّذِيْٓ اَنْشَاَ لَكُمُ السَّمْعَ وَالْاَبْصَارَ وَالْاَفْـِٕدَةَ ۭ قَلِيْلًا مَّا

۽ اهو ئي آهي جنهن پيدا ڪيا توهان جي واسطي ڪن ۽ اکيون ۽ دل ١٢٨ توهان تمام ٿورو

تَشْكُرُوْنَ ﴿٧٨﴾ وَهُوَ الَّذِيْ ذَرَاَكُمْ فِي الْاَرْضِ وَاِلَيْهِ تُحْشَرُوْنَ ﴿٧٩﴾

حق مڃيو ٿا ١٢٩ ۽ اهو ئي آهي جنهن توهان کي زمين ۾ پکيڙيو ۽ انهيءَ جي طرف توهان کي اٿڻو آهي ١٣٠.

وَهُوَ الَّذِيْ يُحْيٖ وَيُمِيْتُ وَلَهُ اخْتِلَافُ الَّيْلِ وَالنَّهَارِ ۭ اَفَلَا

۽ اهو ئي جيارڻ ۽ مارڻ وارو ۽ انهيءَ جي واسطي آهن رات ۽ ڏينهن جون تبديليون ١٣١

تَعْقِلُوْنَ ﴿٨٠﴾ بَلْ قَالُوْا مِثْلَ مَا قَالَ الْاَوَّلُوْنَ ﴿٨١﴾ قَالُوْٓا ءَاِذَا مِتْنَا

پوءِ ڇا توهان کي سمجهه نه آهي. ١٣٢ بلڪ انهن اهو چيو جيڪو اڳين ١٣٣ ٿي چيو. چوڻ لڳا ڇا جڏهن

وَكُنَّا تُرَابًا وَّعِظَامًا ءَاِنَّا لَمَبْعُوْثُوْنَ ﴿٨٢﴾ لَقَدْ وُعِدْنَا نَحْنُ

اسان مري وڃون مٽي ۽ هڏيون ٿي وڃون ڇا پوءِ اٿاريا ويندا سين. بيشڪ اهو واعدو اسان سان

وَاٰبَاۗؤُنَا هٰذَا مِنْ قَبْلُ اِنْ هٰذَآ اِلَّآ اَسَاطِيْرُ الْاَوَّلِيْنَ ﴿٨٣﴾ قُلْ

اسان کان اڳ ۾ اسان جي ابن ڏاڏن سان به ڪيو ويو هو ئي ته نه آهي مگر ساڳيون اڳين داستان. ١٣٤ تون فرماءِ

منزل ٤

ف ١١٩ انهن کي هدايت ڪرڻ ۽ سچي وات ٻڌائڻ تي. ايئن ته نه آهي ۽ اهي ڇا آهن ۽ توهان کي ڇا ڏئي سگهن ٿا، جيڪڏهن توهان اجر گهرو ؟

ف ١٢٠ ۽ ان جو فضل توهان تي وڏو ۽ جيڪي جيڪي نعمتون اُن توهان کي عطا فرمايون، اهي تمام گهڻيون ۽ اعليٰ ته پوءِ توهان کي انهن جي ڇا پرواهه. پوءِ جڏهن اهي توهان جي وصفن ۽ ڪمالات کان واقف به آهن، قرآن پاڪ جو اعجاز به انهن جي نظرن جي سامهون آهي ۽ توهان انهن کان هدايت ۽ ارشاد جو ڪو اجر ۽ عيوض به طلب نه ٿا فرمايو ته پوءِ ڇا انهن کي ايمان آڻڻ ۾ ڪهڙو عذر رهيو.

ف ١٢١ ته پوءِ انهن تي لازم آهي ته توهان جي دعوت قبول ڪن ۽ اسلام ۾ داخل ٿين.

ف ١٢٢ يعني حق دين کان.

ف ١٢٣ ست ساله ڏڪر جي.

ف ١٢٤ يعني پنهنجي ڪفر، دشمني ۽ سرڪشي جي طرف موٽي ويندا ۽ هاڻ خوشامد ۽ ڇا پلوسي هلي ويندي ۽ محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن ۽ مؤمنن جي دشمني ۽ تڪبر، جيڪا انهن جو پهريون طريقو هو، اهو ئي اختيار ڪندا. شان نزول:- جڏهن قريش، محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي دعا سان ستن سالن جي ڏڪر ۾ مبتلا ٿيا ۽ حالت تمام خراب ٿي وئي ته ابوسفيان انهن جي طرفان حضرت محبوب پيغمبر ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين ته ڇا توهان پنهنجي خيال ۾ رحمة للعٰلمين بنائي نه موڪليا ويا؟ محبوب سرور ڪونين صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو بيشڪ. ابوسفيان عرض ڪيو ته وڏن کي ته توهان بدر ۾ ختم ڪري ڇڏيو، باقي اولاد جيڪا رهي آهي، سا ري توهان جي بددعا سان هن حالت کي پهتي آهي جو ڏڪر جي سخت مصيبت ۾ مبتلا ٿي فاقن کان تنگ اچي وئي، ماڻهو بُک وگهي هڏا کائي رهيا، مُئل جانور به کائي ويا، مان توهان کي الله تعالىٰ جو قسم ڏيان ٿو ۽ قرابت جو، ته دعا فرمايو الله تعالىٰ کان ڏڪر کي اسان کان ان ڏڪر کي دور فرمائي. هيمٿ جي ها ۾ دعا ڪري محبوب ڪريم جن دعا گهري ۽ انهن ان مصيبت کان ڇوٽڪارو پاتو ان واقعي جي متعلق هي آيتون نازل ٿيون.

ف ١٢٥ ڏڪر يا قتل جي.

ف ١٢٦ بلڪ پنهنجي بغاوت ۽ سرڪشي تي آهن.

ف ١٢٧ ان عذاب مان يا ڏڪر مُراد آهي جيئن شان نزول جي مذڪوره روايت جي اقتضا آهي يا بدر جي ڏينهن جو قتل - هي اُن قول جي بنا تي آهي ته ڏڪر جو واقعو بدر جي واقعي کان اڳي هجي ۽ ڪن مفسرن چيو ته ان سخت عذاب مان موت مُراد آهي. ڪن چيو ته قيامت.

ف ١٢٨ ته جيئن ٻڌ، ڏسو ۽ سمجهو ۽ دين ۽ دنيوي فائدا حاصل ڪريو.

ف ١٢٩ جو توهان انهن نعمتن جو قدر نه ٿا ڪريو ۽ انهن مان فائدو نه ٿا وٺو ۽ ڪنن، اکين ۽ دلين سان آيات الاهيه جي ٻڌڻ، ڏسڻ، سمجهڻ ۽ معرفت الاهي حاصل ڪرڻ ۽ حقيقي منعم جو حق سڃاڻي شڪرگذار بڻجڻ جو فائدو نه ٿا وٺو.

ف ١٣٠ قيامت جي ڏينهن.

ف ١٣١ انهن مان هرهڪ جو ٻئي جي پويان اچڻ ۽ اوندهه ۽ روشني، زيادتي گهٽتائي ۾ هرهڪ جو ٻئي کان مختلف ٿيڻ. اهي سڀ ان جي قدرت جا نشان آهن.

ف ١٣٢ جو انهن مان عبرت حاصل ڪريو ۽ انهن ۾ خدا پاڪ جي قدرت جو مشاهدو ڪري مرڻ کان پوءِ زنده ڪرڻ کي تسليم ڪريو ۽ ايمان آڻيو.

ف ١٣٣ يعني انهن کان پهريان ڪافر.

ف ١٣٤ جن جي ڪا به حقيقت نه آهي. ڪافرن جي ان مقولي جي رد فرمائڻ ۽ ان تي حجت قائم ڪرڻ جي لاءِ الله تبارڪ وتعالىٰ پنهنجي حبيب صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي ارشاد فرمايو.

لِّمَنِ الْاَرْضُ وَمَنْ فِيْهَاۤ اِنْ كُنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ﴿٨٤﴾ سَيَقُوْلُوْنَ

ڪنهن جي ملڪيت آهي زمين ۽ جو ڪجھ ان ۾ آهي جيڪڏهن توهان ڄاڻو ٿا. ف١٣٥ . اجهو چوندا ته الله جي

لِلّٰهِ ؕ قُلْ اَفَلَا تَذَكَّرُوْنَ ﴿٨٥﴾ قُلْ مَنْ رَّبُّ السَّمٰوٰتِ السَّبْعِ

ف١٣٦ تون فرماءِ پوءِ ڇو نٿا سوچيو. ف١٣٧ تون فرماءِ ڪير آهي مالڪ ستن آسمانن جو ۽

وَرَبُّ الْعَرْشِ الْعَظِيْمِ ﴿٨٦﴾ سَيَقُوْلُوْنَ لِلّٰهِ ؕ قُلْ اَفَلَا تَتَّقُوْنَ ﴿٨٧﴾

مالڪ وڏي عرش جو. عنقريب چوندا ته اهو الله جو ئي شان آهي تون فرماءِ پوءِ ڇو نٿا ڊڄو .

قُلْ مَنْۢ بِيَدِهٖ مَلَكُوْتُ كُلِّ شَيْءٍ وَّهُوَ يُجِيْرُ وَلَا يُجَارُ عَلَيْهِ

ف١٣٨ تون فرماءِ ڪنهن جي هٿ ۾ هر شيءِ جو اختيار آهي ف١٣٩ ۽ اهو پناهه ڏئي ٿو ۽ ان جي خلاف ڪو به پناهه ڏئي نٿو سگهي

اِنْ كُنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ﴿٨٨﴾ سَيَقُوْلُوْنَ لِلّٰهِ ؕ قُلْ فَاَنّٰى تُسْحَرُوْنَ ﴿٨٩﴾

جيڪڏهن توهان کي ڄاڻ هجي ف١٤٠ هاڻي چوندا ته اهو الله جو شان آهي تون فرماءِ پوءِ ڪهڙي جادو جي ٺڳي ۾ پيا آهيو ف١٤١

بَلْ اَتَيْنٰهُمْ بِالْحَقِّ وَاِنَّهُمْ لَكٰذِبُوْنَ ﴿٩٠﴾ مَا اتَّخَذَ اللّٰهُ مِنْ وَّلَدٍ

بلڪ اسان انهن وٽ حق آندو ف١٤٢ ۽ بيشڪ اهي ڪوڙا آهن ف١٤٣ الله ڪا به اولاد اختيار نه ڪئي آهي ف١٤٤

وَّمَا كَانَ مَعَهٗ مِنْ اِلٰهٍ اِذًا لَّذَهَبَ كُلُّ اِلٰهٍۭ بِمَا خَلَقَ وَ

۽ نه ان سان ٻيو ڪو به خدا ف١٤٥ ائين هجي ها ته هر خدا پنهنجي مخلوق وٺي وڃي ها ف١٤٦ ۽ ضرور هڪڙو

لَعَلَا بَعْضُهُمْ عَلٰى بَعْضٍ ؕ سُبْحٰنَ اللّٰهِ عَمَّا يَصِفُوْنَ ﴿٩١﴾

ٻئي تي پنهنجي وڏائي گهري ها ف١٤٧ الله جي پاڪائي آهي انهن ڳالهين کان جيڪي اهي ٺاهن ٿا . ف١٤٨

عٰلِمِ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ فَتَعٰلٰى عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ﴿٩٢﴾ قُلْ رَّبِّ اِمَّا

ڄاڻيندڙ هر ڳجهه ۽ ظاهر جو پوءِ ان کي بلندي آهي انهن جي شرڪ کان. تون عرض ڪر ته اي منهنجا رب جيڪڏهن تون مون کي ڏيکارين

تُرِيَنِّيْ مَا يُوْعَدُوْنَ ﴿٩٣﴾ رَبِّ فَلَا تَجْعَلْنِيْ فِي الْقَوْمِ الظّٰلِمِيْنَ ﴿٩٤﴾

ف١٤٩ جيڪي انهن کي واعدو ڏنو وڃي ٿو. ته پوءِ اي منهنجا رب مون کي انهن ظالمن سان گڏ نه ڪجانءِ . ف١٥٠

وَاِنَّا عَلٰۤى اَنْ نُّرِيَكَ مَا نَعِدُهُمْ لَقٰدِرُوْنَ ﴿٩٥﴾ اِدْفَعْ بِالَّتِيْ هِيَ

۽ بيشڪ اسان قادر آهيون جو توکي ڏيکاريون جيڪو انهن کي واعدو ڏيئي رهيا آهيون ف١٥١ بهتر چڱائي سان برائي کي

اَحْسَنُ السَّيِّئَةَ ؕ نَحْنُ اَعْلَمُ بِمَا يَصِفُوْنَ ﴿٩٦﴾ وَقُلْ رَّبِّ اَعُوْذُ بِكَ

دفع ڪر ف١٥٢ اسان خوب ڄاڻون ٿا جيڪي ڳالهيون اهي ٺاهن ٿا ف١٥٣ ۽ تون عرض ڪر ته اي منهنجا رب تنهنجي پناهه ٿو گهران



ف١٣٥ ان جي خالق ۽ مالڪ کي ته پوءِ ڀڳا ايو.

ف١٣٦ جو ته ان کان سواءِ ڪو جواب ئي نه آهي ۽ مشرڪ الله تعالىٰ جي خالقيت جا اقراري به آهن. اهي جڏهن اهو جواب ڏين.

ف١٣٧ ته جنهن زمين کي ۽ ان جي ڪائنات کي شروعات ۾ پيدا ڪيو اهو ضرور مُئلن کي زنده ڪرڻ تي قادر آهي.

ف١٣٨ ان جي غير کي پوڄڻ ۽ شرڪ کان ۽ ان جو مُئلن کي زنده ڪرڻ تي قادر هجڻ جي انڪار ڪرڻ کان.

ف١٣٩ ۽ هر شيءِ تي حقيقي قدرت ۽ اختيار ڪنهن جو آهي؟.

ف١٤٠ ته پوءِ جواب ڏيو.

ف١٤١ يعني ڪهڙي شيطاني ڌوڪي ۾ آهيو، جو توحيد ۽ طاعتِ الاهي کي ڇڏي حق کي باطل سمجهي رهيا آهيو. جڏهن توهان اقرار ڪريو ٿا ته حقيقي قدرت ان جي آهي ۽ ان جي خلاف ڪو ڪنهن کي پناهه نٿو ڏيئي سگهي ته پوءِ ٻي جي عبادت قطعًا باطل آهي.

ف١٤٢ ته الله تعالىٰ جي نه اولاد ٿي سگهي ٿي، نه ان جو شريڪ. اهي ٻئي ڳالهيون محال آهن.

ف١٤٣ جيڪي ان جي لاءِ شريڪ ۽ اولاد ڏيکارين ٿا.

ف١٤٤ اهو ان کان پاڪ آهي؛ جو ته قسم ۽ جنس کان پاڪ آهي ۽ اولاد اُها ئي ٿي سگهي ٿي، جيڪا هم جنس هجي.

ف١٤٥ جيڪو الوهيت ۾ شريڪ هجي.

ف١٤٦ ۽ ان کي ٻئي جي تصرف هيٺ نه ڇڏي ها.

ف١٤٧ يعني ٻئي تي پنهنجي برتري ۽ پنهنجو غلبو پسند ڪري ها؛ ڇو ته مقابلي واريون حڪومتون انهيءَ جي گهُر ڪندڙ آهن. هن مان معلوم ٿيو ته ٻه خدا هجڻ باطل آهي، خدا هڪ ئي آهي ۽ هر شيءِ انهيءَ جي تصرف هيٺ آهي.

ف١٤٨ جو ان جي لاءِ شريڪ ۽ اولاد ٺاهين ٿا.

ف١٤٩ اهو عذاب .

ف١٥٠ ۽ انهن جو دوست ۽ ساٿي نه بڻائجانءِ. اها دعا نوڙت جي طريقي ۽ عبديت جي اظهار سان آهي هن جي باوجود، جو معلوم آهي ته الله تعالىٰ پاڪ سڳورن کي انهن جو دوست ۽ ساٿي نه ڪندو. اهڙي طرح نبي سڳورا استغفار ڪن ٿا هن جي باوجود، جو انهن کي پنهنجي بخشش ۽ اڪرامِ خداوندي جو يقيني علم ٿئي ٿو. اهو سڀ نوڙت جي طريقي ۽ بندگي جي اظهار سان آهي.

ف١٥١ هي جواب آهي انهن ڪافرن جو جيڪي واعدي ٿيل عذاب جو انڪار ڪندا هُئا ۽ ان کي مسخري سمجهندا هُئا. انهن کي ٻڌايو ويو ته جيڪڏهن توهان غور ڪريو ته سمجهي ويندؤ ته الله تعالىٰ ان واعدي کي پورو ڪرڻ تي قادر آهي، پوءِ انڪار ۽ ٺٺوليءَ جو سبب ڪهڙو آهي ۽ عذاب ۾ جيڪا دير ٿي رهي آهي، ان ۾ الله تعالىٰ جون حڪمتون آهن ته انهن مان جيڪي ايمان آڻڻ وارا آهن، سي ايمان آڻي وٺن ۽ جن جا نسل ايمان آڻڻ وارا آهن، انهن مان اهي نسل پيدا ٿي وڃن. ف١٥٢ هن سهڻي جملي جي معنىٰ تمام وسيع آهي، ان جي هي به معنىٰ آهي ته توحيد، جيڪا اعلىٰ بهتري آهي، ان سان شرڪ جي برائي کي دفع فرمايو ۽ هي به ته طاعت ۽ تقوىٰ کي رواج ڏيئي معصيت ۽ گناهه جي برائي دفع ڪريو ۽ هي به ته پنهنجي سهڻن اخلاقن سان گنهگارن تي هن طرح بخشش ۽ رحمت فرمايو، جنهن سان دين ۾ ڪا سُستي نه ٿئي . ف١٥٣ الله تعالىٰ ۽ ان جي رسول جي شان ۾ ته پوءِ اسان ان جو بدلو ڏينداسين.

مِنْ هَمَزٰتِ الشَّيٰطِيْنِ ﴿٩٧﴾ وَاَعُوْذُ بِكَ رَبِّ اَنْ يَّحْضُرُوْنِ ﴿٩٨﴾

شيطانن جي وسوسن کان ف١٥٤ ۽ اي منھنجا رب تنھنجي پناھ توکان جو اھي مون وٽ اچن.

حَتّٰٓى اِذَا جَآءَ اَحَدَهُمُ الْمَوْتُ قَالَ رَبِّ ارْجِعُوْنِ ﴿٩٩﴾ لَعَلِّيْٓ اَعْمَلُ

ايستائين جو جڏھن انھن مان ڪنھن کي موت اچي ف١٥٥ ته چوي ٿو ته اي منھنجا رب مون کي واپس موڪل ف١٥٦ شايد ھاڻي

صَالِحًا فِيْمَا تَرَكْتُ كَلَّا ؕ اِنَّهَا كَلِمَةٌ هُوَ قَآئِلُهَا ؕ وَمِنْ وَّرَآئِهِمْ بَرْزَخٌ

مان ڪجھ چڱو ڪم ڪريان ان ۾ جيڪي ڇڏي آيو آھيان ف١٥٧ خبردار ھي ته ھڪ ڳالھ آھي جو ھو پنھنجي وات سان چوي ٿو ف١٥٨

اِلٰى يَوْمِ يُبْعَثُوْنَ ﴿١٠٠﴾ فَاِذَا نُفِخَ فِي الصُّوْرِ فَلَآ اَنْسَابَ بَيْنَهُمْ

۽ انھن جي اڳيان ھڪ آڙ آھي ف١٥٩ ان ڏينھن تائين جنھن ۾ اٿاريا ويندا. پوءِ جڏھن صور ڦوڪيو ويندو ف١٦٠ پوءِ نه انھن

يَوْمَئِذٍ وَّلَا يَتَسَآءَلُوْنَ ﴿١٠١﴾ فَمَنْ ثَقُلَتْ مَوَازِيْنُهٗ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ

۾ مٽا مائٽي رھندي ف١٦١ ۽ نه ئي ھڪ ٻئي جي ڳالھ پڇن. ف١٦٢ پوءِ جنھن جا تورا ف١٦٣ ڳرا ٿي پون

الْمُفْلِحُوْنَ ﴿١٠٢﴾ وَمَنْ خَفَّتْ مَوَازِيْنُهٗ فَاُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ خَسِرُوْٓا

اھي ئي مراد کي پھتا. ۽ جن جي عملن جي تور ھلڪي ٿي ف١٦٤ اھي ئي آھن

اَنْفُسَهُمْ فِيْ جَهَنَّمَ خٰلِدُوْنَ ﴿١٠٣﴾ تَلْفَحُ وُجُوْهَهُمُ النَّارُ وَهُمْ فِيْهَا

جن پنھنجي پاڻ کي گھاٽي ۾ وڌو سدائين جھنم ۾ رھندا. انھن جي منھن تي باھ ٻيري ھڻندي

كٰلِحُوْنَ ﴿١٠٤﴾ اَلَمْ تَكُنْ اٰيٰتِيْ تُتْلٰى عَلَيْكُمْ فَكُنْتُمْ بِهَا تُكَذِّبُوْنَ ﴿١٠٥﴾

۽ اھي ان ۾ منھن بگڙيل ھوندا ف١٦٥ ڇا تو ھان تي منھنجون آيتون نه پڙھيون وينديون ھيون ف١٦٦ پوءِ توھان انھن کي ڪوڙو

قَالُوْا رَبَّنَا غَلَبَتْ عَلَيْنَا شِقْوَتُنَا وَكُنَّا قَوْمًا ضَآلِّيْنَ ﴿١٠٦﴾ رَبَّنَآ

چوندا ھيو. چوندا اي اسان جا رب اسان تي اسان جي بدبختي غالب آئي ۽ اسان گمراھ ماڻھو ھئاسين.

اَخْرِجْنَا مِنْهَا فَاِنْ عُدْنَا فَاِنَّا ظٰلِمُوْنَ ﴿١٠٧﴾ قَالَ اخْسَئُوْا فِيْهَا

اي اسان جا رب اسان کي دوزخ مان ڪڍ پوءِ جي اسان ائين ڪريون ته ظالم آھيون ف١٦٧ رب فرمائيندو ته ذليل رھو انھي ۾

وَلَا تُكَلِّمُوْنِ ﴿١٠٨﴾ اِنَّهٗ كَانَ فَرِيْقٌ مِّنْ عِبَادِيْ يَقُوْلُوْنَ رَبَّنَآ

۽ مون سان نه ڳالھايو. ف١٦٨ بيشڪ منھنجي ٻانھن جي ھڪ جماعت چوندي ھئي اي اسان جا رب

اٰمَنَّا فَاغْفِرْ لَنَا وَارْحَمْنَا وَاَنْتَ خَيْرُ الرّٰحِمِيْنَ ﴿١٠٩﴾ فَاتَّخَذْتُمُوْهُمْ

اسان ايمان آندو تون اسان کي معاف فرماءِ ۽ اسان تي رحم ڪر ۽ تون سڀني کان بھتر رحم ڪندڙ آھين. پوءِ توھان انھن کي مسخري



ف١٥٤ جن سان اھي ماڻھن کي فريب ڏئي معاصي ۽ گناھن ۾ مبتلا ڪن ٿا.

ف١٥٥ يعني ڪافر موت جي وقت تائين ته پنھنجي ڪفر وسرڪشي ۽ خدا ۽ رسول جي تڪذيب ۽ مرڻ کان پوءِ زنده ٿيڻ جي انڪار تي جميو رھي ٿو ۽ جڏھن موت جو وقت اچي ٿو ۽ ان کي جھنم ۾ ان جو مقام ڏيکاريو وڃي ٿو ۽ جنت جو مقام به ڏيکاريو وڃي ٿو ته جيڪڏھن ايمان آڻي ھا ته اھو مقام ڏنو وڃي ھا.

ف١٥٦ دنيا جي طرف.

ف١٥٧ ۽ چڱا عمل ڪري پنھنجين ڪوتاھين جو تدارڪ ڪريان. ان تي ان کي فرمايو ويندو.

ف١٥٨ حسرت ۽ پشيماني کان، اھاڻي واري نه آھي ۽ ان جو ڪجھ فائدو نه آھي.

ف١٥٩ جيڪا انھن کي دنيا جي طرف واپس ٿيڻ کان روڪيندڙ آھي ۽ اھو موت آھي (خازن) ڪن مفسرن چيو ته برزخ موت جي وقت کان بعث جي وقت تائين جي مدت کي چوندا آھن.

ف١٦٠ پھرين ڀيري ۽ جنھن کي نفخهٔ اولیٰ (پھرين ڦوڪ) چوندا آھن، جيئن ته حضرت ابن عباس رضی اللہ تعالیٰ عنھما کان روايت ٿيل آھي.

ف١٦١ جن تي دنيا ۾ فخر ڪندا ھئا ۽ ھڪ ٻئي جا نسبي تعلقات ختم ٿي ويندا ۽ قرابت جون محبتون باقي نه رھنديون ۽ ھي حال ٿيندو ته ماڻھو پنھنجي ڀاءُ، ماءُ پيءُ، گھرواري ۽ پٽن کان ڀڄندو.

ف١٦٢ جيئن دنيا ۾ پڇندا ھئا؛ ڇو ته ھر ھڪ پنھنجي ئي حال ۾ مبتلا ٿيندو پوءِ ٻيو ڀيرو صور ڦوڪيو ويندو ۽ حساب کان پوءِ ماڻھو ھڪ ٻئي جو حال معلوم ڪندا.

ف١٦٣ چڱن عملن ۽ نيڪين سان.

ف١٦٤ نيڪين نه ھجڻ جي ڪري اھي ڪافر آھن.

ف١٦٥ ترمذي جي حديث ۾ آھي ته باھ انھن کي ڀڃي ڇڏيندي ۽ مٿيون چپ وڌي ڪري اڌ مٿي تائين پھچندو ۽ ھيٺيون چپ ڌن تائين لٽڪي ويندو. ڏند ڪليل رھجي ويندا. (خدا جي پناھ) ۽ انھن کي فرمايو ويندو. ف١٦٦ دنيا ۾

ف١٦٧ ترمذي* مالڪ کي چاليھن سالن تائين پڪاريندا رھندا. ان کان پوءِ اھو چوندو ته توھان جھنم ۾ ئي پيا رھندؤ. پوءِ رب اھي پالڻھار کي پڪاريندا ۽ چوندا اي اسان جا رب! اسان کي دوزخ مان ڪڍ ۽ اھا پڪار انھن جي دنيا کان ٻيڻي عمر جي مدت تائين جاري رھندي. ان کان پوءِ انھن کي ھي جواب ڏنو ويندو، جيڪو ايندڙ آيت ۾ آھي (خازن) ۽ دنيا جي عمر ڪيتري آھي، ان ۾ ڪيترائي قول آھن. ڪن چيو ته دنيا جي عمر ست ھزار سال آھي. ڪن چيو ته ٻي لک ست سال. واللہ تعالیٰ اعلم (تذکره قرطبي).

ف١٦٨ ھاڻي انھن جون اميدون منقطع ٿي وينديون ۽ اھو جھنمين جو آخري ڪلام ھوندو. ان کان پوءِ انھن کي ڪلام ڪرڻ نصيب نه ٿيندو. روئندا رڙيون ڪندا، چيخندا ۽ ٻوڪندا رھندا.

ف١٦٩ شان نزول:- ھي آيتون قريش جي ڪافرن جي حق ۾ نازل ٿيون، جيڪي حضرت بلال، حضرت عمار، حضرت صھيب ۽ حضرت خباب وغيره رضي اللہ تعالیٰ عنھم رسول مقبول محبوب سيد الڪونين صلی اللہ تعالیٰ عليه واٰله وسلم جن جي فقراءِ صحابه ڪرام سان مسخري ڪندا ھئا.

* ٻي حديث ۾ آھي ته دوزخ ۾ ماڻھو جھنم ۾ داروغي

⊗ چيو ته ٻارنھن ھزار سال. ع

سِخْرِيًّا حَتّٰۤى اَنْسَوْكُمْ ذِكْرِيْ وَكُنْتُمْ مِّنْهُمْ تَضْحَكُوْنَ ﴿١١٠﴾ اِنِّيْ

جن نشانو بڻايو ايستائين جو انهيءَ مسخري ٽوهان کان منهنجي يادگيري به وساري ڇڏي ۽ توهان انهن تي کلندا هئا.

جَزَيْتُهُمُ الْيَوْمَ بِمَا صَبَرُوْۤا اَنَّهُمْ هُمُ الْفَآئِزُوْنَ ﴿١١١﴾ قٰلَ كَمْ لَبِثْتُمْ

بيشڪ اڄ مون انهن جي صبر جو بدلو انهن کي هيءَ ڏنو جو اهي ڪامياب آهن. فرمايائين وٺا توهان زمين ۾ ڪيترو

فِي الْاَرْضِ عَدَدَ سِنِيْنَ ﴿١١٢﴾ قَالُوْا لَبِثْنَا يَوْمًا اَوْ بَعْضَ يَوْمٍ فَسْـَٔلِ

وقت رهيؤ وٺا سالن جي حساب سان. چيائون اسان هڪڙو ڏينهن رهياسي يا ڏينهن جو ڪو حصو وٺا پوءِ

الْعَآدِّيْنَ ﴿١١٣﴾ قٰلَ اِنْ لَّبِثْتُمْ اِلَّا قَلِيْلًا لَّوْ اَنَّكُمْ كُنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ﴿١١٤﴾

ڳڻيندڙن کان پڇي ڏس. فرمايائين وٺا توهان نه رهيؤ مگر ٿورو وٺا جيڪڏهن توهان کي ڄاڻ هجي ها.

اَفَحَسِبْتُمْ اَنَّمَا خَلَقْنٰكُمْ عَبَثًا وَّاَنَّكُمْ اِلَيْنَا لَا تُرْجَعُوْنَ ﴿١١٥﴾

پوءِ ڇا توهان اهو سمجهيو آهي ته اسان توهان کي بيڪار پيدا ڪيو آهي ۽ توهان کي اسان جي طرف موٽڻو نه آهي وٺا پوءِ

فَتَعٰلَى اللّٰهُ الْمَلِكُ الْحَقُّ ۚ لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۚ رَبُّ الْعَرْشِ الْكَرِيْمِ ﴿١١٦﴾

نهايت بلندي وارو آهي الله سچو بادشاهه ڪو به معبود نه آهي سواءِ ان جي عزت واري عرش جو مالڪ آهي

وَمَنْ يَّدْعُ مَعَ اللّٰهِ اِلٰهًا اٰخَرَ ۙ لَا بُرْهَانَ لَهٗ بِهٖ ۙ فَاِنَّمَا حِسَابُهٗ

جيڪو الله سان گڏ ڪنهن ٻئي خدا کي پوڄي جنهن جي ان وٽ ڪا سند نه آهي وٺا پوءِ ان جو حساب

عِنْدَ رَبِّهٖ ۗ اِنَّهٗ لَا يُفْلِحُ الْكٰفِرُوْنَ ﴿١١٧﴾ وَقُلْ رَّبِّ اغْفِرْ وَارْحَمْ

ان جي رب وٽ آهي بيشڪ ڪافر ڪڏهن به ڇوٽڪارو نه لهندا. ۽ تون عرض ڪر اي منهنجا رب بخشي ڇڏ وٺا ۽ رحم فرماءِ

وَاَنْتَ خَيْرُ الرّٰحِمِيْنَ ﴿١١٨﴾

۽ تون سڀني کان بهتر رحم ڪرڻ وارو آهين.

سُوْرَةُ النُّوْرِ ٢٤ مَدَنِيَّةٌ ١٠٢ ‏ بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ‏ اٰيَاتُهَا ٦٤ رُكُوْعَاتُهَا ٩

سورة النور مدني آهي ۽ هن ۾ الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) وٺا چوهٺ آيتون ۽ نو رڪوع آهن

سُوْرَةٌ اَنْزَلْنٰهَا وَفَرَضْنٰهَا وَاَنْزَلْنَا فِيْهَاۤ اٰيٰتٍۭ بَيِّنٰتٍ لَّعَلَّكُمْ

هيءَ هڪ سورة آهي جا اسان نازل ڪئي ۽ اسان ان جا احڪام فرض ڪيا وٺا ۽ اسان ان ۾ روشن آيتون نازل فرمايون جو من

تَذَكَّرُوْنَ ﴿١﴾ اَلزَّانِيَةُ وَالزَّانِيْ فَاجْلِدُوْا كُلَّ وَاحِدٍ مِّنْهُمَا مِائَةَ

توهان ڌيان ڪريو. جيڪا عورت بدڪار هجي ۽ جيڪو مرد پوءِ انهن مان هر هڪ کي سؤ ڪوڙا

ع ٢٦ ٦ ٦



و١٧٠ يعني انهن سان مسخري ڪرڻ ۾ ايترو مشغول ٿيا جو.
و١٧١ الله تعالى ڪافرن کي.
و١٧٢ يعني دنيا ۽ قبر ۾.
و١٧٣ اهو جواب هن سبب کان ڏيندا جو ان ڏينهن جي دهشت ۽ عذاب جي هيبت کان انهن کي پنهنجي دنيا ۾ رهڻ جي مدت ياد نه رهندي ۽ انهن کي شڪ ٿي ويندو. انهي ڪري چوندا.
و١٧٤ يعني انهن ملائڪن کان جن کي تو ٻانهن جي عمرين ۽ انهن جي عملن لکڻ تي مقرر ڪيو، ان تي الله تعالى.
و١٧٥ به نسبت آخرت جي.
و١٧٦ ۽ آخرت ۾ جزا جي لاءِ اٿڻو نه آهي بلڪ توهان کي عبادت جي لاءِ پيدا ڪيو سي ته توهان تي عبادت لازم ڪريون ۽ آخرت ۾ توهان اسان جي طرف موٽي اجرت توهان کي پنهنجي عملن جي جزا ڏيون. و١٧٧ يعني غير الله جي عبادت صرف باطل بي سند آهي. و١٧٨ ايمان وارن کي ۽ و١ سورة النور مدني آهي هن ۾ نو رڪوع ۽ چوهٺ آيتون آهن. و٢ ۽ انهن تي عمل ڪرڻ ٻانهن تي لازم ڪيو سي.

جَلْدَةٍ ۪ وَّلَا تَاْخُذْكُمْ بِهِمَا رَاْفَةٌ فِيْ دِيْنِ اللّٰهِ اِنْ كُنْتُمْ

لڳايو ٣ ۽ توهان کي انهن تي ترس نه اچي، الله جي دين ۾ ٤ جيڪڏهن توهان ايمان

تُؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ ۚ وَلْيَشْهَدْ عَذَابَهُمَا طَآئِفَةٌ مِّنَ

رکو ٿا الله ۽ آخرت جي ڏينهن تي ۽ انهن جي سزا جي وقت مسلمانن جي هڪ جماعت کي حاضر ٿيڻ

الْمُؤْمِنِيْنَ ۝ اَلزَّانِيْ لَا يَنْكِحُ اِلَّا زَانِيَةً اَوْ مُشْرِكَةً ۫ وَّالزَّانِيَةُ

گهرجي ۔ ف ٥ بدڪار مرس نڪاح نٿو ڪري مگر بدڪار عورت سان يا مُشرڪ عورت سان ۽ بدڪار عورت سان

لَا يَنْكِحُهَآ اِلَّا زَانٍ اَوْ مُشْرِكٌ ۚ وَحُرِّمَ ذٰلِكَ عَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ ۝

نڪاح نه ڪري مگر بدڪار مرد يا مشرڪ ف ٦ ۽ اهو ڪم ايمان وارن تي حرام آهي ف ٨

وَالَّذِيْنَ يَرْمُوْنَ الْمُحْصَنٰتِ ثُمَّ لَمْ يَاْتُوْا بِاَرْبَعَةِ شُهَدَآءَ

۽ جيڪي ماڻهو پرهيزگار عورتن تي تهمت مڙهن پوءِ اهي چار شاهد آڻي نه ڏئي سگهن ته انهن کي

فَاجْلِدُوْهُمْ ثَمٰنِيْنَ جَلْدَةً وَّلَا تَقْبَلُوْا لَهُمْ شَهَادَةً اَبَدًا ۚ

اسي ڪوڙا لڳايو ۽ انهن جي ڪا به شاهدي ڪڏهن به نه مڃيو ف ٩

وَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْفٰسِقُوْنَ ۝ اِلَّا الَّذِيْنَ تَابُوْا مِنْۢ بَعْدِ ذٰلِكَ وَ

۽ اهي ئي فاسق آهن ۔ مگر جيڪي ان کان پوءِ توبه ڪن ۽

اَصْلَحُوْا ۚ فَاِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ۝ وَالَّذِيْنَ يَرْمُوْنَ اَزْوَاجَهُمْ

پاڻ سڌارين ف ١٠ ته پوءِ بيشڪ الله بخشيندڙ مهربان آهي ۽ اهي جيڪي پنهنجي عورتن تي تهمت لڳائن ف ١١

وَلَمْ يَكُنْ لَّهُمْ شُهَدَآءُ اِلَّآ اَنْفُسُهُمْ فَشَهَادَةُ اَحَدِهِمْ اَرْبَعُ

۽ انهن وٽ پنهنجي بيان کان سواءِ شاهد نه هجن ته پوءِ اهڙي ڪنهن شخص جي شاهدي جو طريقو هيءُ آهي جو چار ڀيرا

شَهٰدٰتٍ ۢ بِاللّٰهِ ۙ اِنَّهٗ لَمِنَ الصّٰدِقِيْنَ ۝ وَالْخَامِسَةُ اَنَّ لَعْنَتَ

شاهدي ڏئي الله جي نالي سان ته اهو سچو آهي ۔ ف ١٢ ۽ پنجون ڀيرو هي ته الله جي لعنت هجي

اللّٰهِ عَلَيْهِ اِنْ كَانَ مِنَ الْكٰذِبِيْنَ ۝ وَيَدْرَؤُا عَنْهَا الْعَذَابَ

ان تي جيڪڏهن اهو ڪوڙو هجي ۔ ۽ عورت کان سزا هن طرح ٽري ويندي جو اها

اَنْ تَشْهَدَ اَرْبَعَ شَهٰدٰتٍ ۢ بِاللّٰهِ ۙ اِنَّهٗ لَمِنَ الْكٰذِبِيْنَ ۝

الله جو نالو وٺي چار ڀيرا شاهدي ڏي ته مرس ڪوڙو آهي ۔ ف ١٣

ف ٣ هي خطاب حاڪمن کي آهي ته جنهن مرد يا عورت کان زنا سرزد ٿئي ، ان جي حد هي آهي ته ان کي سؤ ڪوڙا هڻو ـ هي حد آزاد غير شادي شده جي آهي ، ڇو ته آزاد شادي شده جو حڪم هي آهي ته ان کي سنگسار ڪيو وڃي ـ جيئن حديث شريف ۾ آهي ته ماعز رضي الله تعالیٰ عنه کي محبوب پيغمبر ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي حڪم مبارڪ سان سنگسار ڪيو ويو ۽ محصن اهو آزاد مسلمان آهي جيڪو مڪلف هجي ۽ صحيح نڪاح سان صحبت ڪري چڪو هجي ، توڙي هڪ ئي ڀيرو ـ اهڙي شخص کان زنا ثابت هجي ته پوءِ سنگسار ڪيو ويندو ۽ جيڪڏهن انهن مان هڪ ڳالهه به نه هجي مثلاً آزاد نه هجي يا مسلمان نه هجي يا عاقل بالغ نه هجي يا ان ڪڏهن پنهنجي گهرواريءَ سان صحبت نه ڪئي هجي يا جنهن سان صحبت ڪئي هجي ، ان سان نڪاحِ فاسد ٿيو هجي ته پوءِ اهي سڀ غير محصن ۾ داخل آهن ۽ انهن سڀني جو حڪم ڪوڙا هڻڻ آهي ـ مسئلا ١ ـ مرد کي ڪوڙا هڻڻ جي وقت بيهاريو وڃي ۽ ان جا ڪپڙا سڀئي لاٿا وڃن سواءِ گوڏ جي ، ان جي پوري بدن تي ڪوڙا هنيا وڃن ، سواءِ منهن ۽ شرمگاه جي ـ ڪوڙا هن طرح لڳايا وڃن جو تڪليف گوشت تائين نه پهچي ۽ ڪوڙا وچولي درجي جا هجن ۽ عورت کي ڪوڙن لڳائڻ جي وقت بيهاريو نه وڃي ، نه ان جا ڪپڙا لاٿا وڃن ـ البت اگر کل يا ڪپهه وارو ڪپڙو پهريل هجي ته پوءِ لهرايا وڃن ـ هي حڪم آزاد مرد ۽ آزاد عورت جو آهي ـ ٻانهي ۽ غلام جي حد ان جو اڌ يعني پنجاهه ڪوڙا آهن ، جيئن سورة نساء ۾ مذڪور ٿي چڪو ـ زنا جو ثبوت يا ته چئن مردن جي شاهدين سان ٿئي ٿو يا زنا ڪرڻ واريءَ جي چار دفعا اقرار ڪرڻ سان ـ پوءِ به امام بار بار سوال ڪندو ۽ معلوم ڪندو ته زنا مان ڇا مراد آهي ، ڪٿي ڪيائين ، ڪنهن سان ڪيائين ، ڪڏهن ڪيائين ـ جيڪڏهن انهن سڀني کي بيان ڪري ڇڏيائين ته پوءِ زنا ثابت ٿيندي ۽ جيڪڏهن نه ، ته نه ثابت ٿيندي ۽ شاهدن کي صراحتاً پنهنجو معائنو بيان ڪرڻو هوندو ، ان کان سواءِ به ثابت نه ٿيندي ـ لواطت زنا ۾ شامل نه آهي ، انڪري ان فعل سان حد واجب نه ٿي ٿئي ، پر تعزير واجب ٿئي ٿو ۽ ان تعزير ۾ صحابه ڪرام رضي الله تعالیٰ عنهم جا چند قول روايت ٿيل آهن : (١) باهه ۾ ساڙڻ . (٢) ٻوڙڻ ـ (٣) بلنديءَ کان ڪيرائڻ ۽ مٿان کان پٿر وسائڻ ـ فاعل ۽ مفعول ٻنهي لاءِ هڪ ئي حڪم آهي (تفسير احمدي) ـ ف ٤ يعني حدن جي پوري ڪرڻ ۾ گهٽتائي نه ڪريو ۽ دين ۾ مضبوط ۽ سخت رهو ـ ف ٥ ته جيئن عبرت حاصل ٿئي ـ ف ٦ ڇو ته خبيث جو لاڙو خبيث جي ئي طرف ٿئي ٿو ، نيڪن کي خبيثن جي طرف رغبت نه ٿي ٿئي ـ شانِ نزول ، ـ مهاجرن مان ڪي بالڪل مفلس ۽ محتاج هئا ، نه انهن وٽ ڪجهه مال هو ، نه انهن جو ڪو عزيز ۽ قريب هو ۽ بدڪار مُشرڪ عورتون دولتمند ۽ مالدار هيون ـ اهو ڏسي ڪري ڪنهن مهاجر کي خيال آيو ته جيڪڏهن انهن سان نڪاح ڪيو وڃي ته انهن جي دولت ڪم ۾ ايندي ـ محبوب سيدِ عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کان انهن ان جي اجازت گهري ـ ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي ۽ انهن کي ان کان روڪيو ويو ـ

ف ٧ يعني بدڪارن سان نڪاح ڪرڻ ـ ف ٨ اسلام جي شروعات ۾ زانيه سان نڪاح ڪرڻ حرام هو ، بعد ۾ آيت وَانْكِحُوا الْاَيَامٰى مِنْكُمْ سان منسوخ ٿي وئي ـ ف ٩ هن آيت مان چند مسئلا ثابت ٿيا (١) مسئلو ، جيڪو شخص ڪنهن پاڪدامن مرد يا عورت کي زنا جي تهمت لڳائي ۽ ان تي معائني جا چار شاهد پيش نه ڪري سگهي ته پوءِ ان تي حد واجب ٿي وڃي ٿي اسي ڪوڙا ـ آيت ۾ محصنات جو لفظ خاص واقعي جي سبب کان وارد ٿيو يا هن ڪري ته عورتن تي تهمت لڳائڻ اڪثر ڪري واقع ٿئي ٿو ـ (٢) مسئلو ، ۽ اهڙا ماڻهو جيڪي زنا جي تهمت ۾ سزا ياب هجن ۽ انهن تي حد جاري ٿي چڪي هجي ، مردود الشهادة ٿي وڃن ٿا ، ڪڏهن انهن جي شاهدي مقبول نه ٿي ٿئي ـ پاڪدامن مان مُراد اهي آهن جيڪي مسلمان مڪلف ، آزاد ۽ زنا کان پاڪ هجن ـ (٣) مسئلو ، زنا جي شاهدي جو نصاب چار شاهد آهن ـ (٤) مسئلو ، حد قذف مطالبي تي شرط ڪيل آهي ـ جنهن تي تهمت لڳائي وئي آهي ، جيڪڏهن اهو مطالبو نه ڪري ته پوءِ قاضي تي حد قائم ڪرڻ لازم نه آهي ـ (٥) مسئلو ، مطالبي جو حق انهيءَ کي آهي جنهن تي تهمت لڳائي وئي آهي ، جيڪڏهن اهو زنده هجي ۽ جيڪڏهن مري ويو هجي ته پوءِ ان جي پوٽي ۽ پٽ کي به آهي ـ (٦) مسئلو ، غلام پنهنجي آقا تي ۽ پٽ ، پيءُ تي قذف يعني پنهنجي ماءُ تي زنا جي تهمت لڳائڻ جي دعوىٰ نه ٿو ڪري سگهي ـ (٧) مسئلو ، قذف جا لفظ هي آهن ته اهو ڪليو ڪنهن کي زاني چوي يا هي چوي ته تون پنهنجي پيءُ مان نه آهين يا ان جي پيءُ جو نالو وٺي ڪري چوي ته تون فلاڻي جو پٽ نه آهين يا ان کي زانيه جو پٽ چئي ڪري سڏي ۽ هجي ان جي ماءُ پاڪدامن ته پوءِ اهڙو شخص قاذف ٿي ويندو ۽ ان تي تهمت جي حد ايندي ـ (٨) مسئلو ، جيڪڏهن غير محصن کي زنا جي تهمت لڳايائين مثلاً ڪنهن غلام کي يا ڪافر کي يا اهڙي شخص کي جنهن جي ڪڏهن زنا ڪرڻ ثابت هجي ته پوءِ ان تي قذف جي حد قائم نه ٿيندي ، بلڪ ان تي تعزير واجب ٿيندو ۽ اهو تعزير ٽن کان اوڻتاليهن تائين شريعت جي حاڪم جي تجويز مطابق ڪوڙا لڳائڻ آهي ـ اهڙي طرح جيڪڏهن ڪنهن شخص زنا کان سواءِ ڪنهن ٻئي گناه جي تهمت لڳائي ۽ پاڪدامن مسلمان کي اي فاسق ، اي ڪافر ، اي خبيث ، اي بدڪار ، اي چور ، اي بد ديانت ، اي مخنث ، اي لوطي ، اي زنديق ، اي ديوث ، اي شرابي ، اي وياج خور ، اي بدڪار عورت جا پٽ ، اي حرامزاده ان قسم جا لفظ چوي ته پوءِ به ان تي تعزير واجب ٿيندو ـ (٩) مسئلو ، امام يعني شريعت جي حاڪم کي ۽ ان شخص کي جنهن کي تهمت لڳائي وئي هجي ، ثابت ٿيڻ کان اڳ معاف ڪرڻ جو حق آهي ـ (١٠) مسئلو ، جيڪڏهن تهمت لڳائڻ وارو آزاد نه هجي بلڪ غلام هجي ته پوءِ ان کي چاليهه ڪوڙا لڳايا وڃن ـ (١١) مسئلو ، تهمت لڳائڻ جي ڏوهه ۾ جنهن کي حد لڳائي وئي هجي ، ان جي شاهدي ڪنهن به معاملي ۾ معتبر نه آهي توڙي اهو توبه ڪري ، پر رمضان جي چنڊ ڏسڻ جي باري ۾ توبه ڪرڻ ۽ عادل هجڻ جي صورت ۾ ان جو قول قبول ڪيو ويندو ، ڇو ته حقيقت ۾ اها شاهدي نه آهي ـ انهيءَ ڪري هن ۾ لفظ شهادت ۽ نصاب شهادت به شرط نه آهي ـ ف ١٠ پنهنجي احوال ۽ افعال کي درست ڪري وٺن ـ ف ١١ زنا جي ف ١٢ عورت تي زنا جو الزام لڳائڻ ۾ ـ ف ١٣ ان تي زنا جي الزام لڳائڻ ۾ ـ

وَالْخَامِسَةَ أَنَّ غَضَبَ اللَّهِ عَلَيْهَا إِن كَانَ مِنَ الصَّادِقِينَ ⑨

۽ پنجون ڀيرو هن طرح ته عورت تي الله جو ڪهر هجي جيڪڏهن مرد سچو آهي. ف١٤

وَلَوْلَا فَضْلُ اللَّهِ عَلَيْكُمْ وَرَحْمَتُهُ وَأَنَّ اللَّهَ تَوَّابٌ حَكِيمٌ ⑩

۽ جيڪڏهن الله جو فضل ۽ ان جي مهرباني توهان تي نه هجي ها ۽ هي ته الله توبه قبول فرمائيندڙ حڪمت وارو آهي.

إِنَّ الَّذِينَ جَاءُوا بِالْإِفْكِ عُصْبَةٌ مِّنكُمْ ۚ لَا تَحْسَبُوهُ شَرًّا لَّكُم

ته توهان جو پردو کولي ڇڏي ها بيشڪ جن هيءُ وڏو بهتان گهڙيو اها توهان منجهان ئي هڪڙي جماعت آهي ان کي پنهنجي واسطي برو نه سمجهيو

بَلْ هُوَ خَيْرٌ لَّكُمْ ۚ لِكُلِّ امْرِئٍ مِّنْهُم مَّا اكْتَسَبَ مِنَ الْإِثْمِ ۚ وَ

بلڪ اهو توهان جي واسطي بهتر آهي ف١٦ انهن مان هر شخص جي واسطي اهو گناه آهي جيڪو ان ڪمايو ف١٧

الَّذِي تَوَلَّىٰ كِبْرَهُ مِنْهُمْ لَهُ عَذَابٌ عَظِيمٌ ⑪ لَّوْلَا إِذْ سَمِعْتُمُوهُ

۽ انهن مان اهو جنهن سڀني کان وڌ حصو ورتو ف١٨ ان جي لاءِ وڏو عذاب آهي. ف١٩ ۽ ائين ڇو نه ٿيو جڏهن توهان اهو ٻڌو هو

ظَنَّ الْمُؤْمِنُونَ وَالْمُؤْمِنَاتُ بِأَنفُسِهِمْ خَيْرًا وَقَالُوا هَٰذَا

ته مسلمان مردن ۽ مسلمان عورتن پنهنجن تي چڱو گمان ڪيو هجي ها ف٢٠ ۽ چون ها ته هيءُ

إِفْكٌ مُّبِينٌ ⑫ لَّوْلَا جَاءُوا عَلَيْهِ بِأَرْبَعَةِ شُهَدَاءَ ۚ فَإِذْ لَمْ يَأْتُوا

کليو کلايو بهتان آهي. ف٢١ ان تي چار شاهد ڇو نه آندائون. پوءِ جڏهن

بِالشُّهَدَاءِ فَأُولَٰئِكَ عِندَ اللَّهِ هُمُ الْكَاذِبُونَ ⑬ وَلَوْلَا فَضْلُ اللَّهِ

شاهد نه آندائون ته اهي ئي ڪوڙا آهن الله وٽ. ۽ جيڪڏهن الله جو

عَلَيْكُمْ وَرَحْمَتُهُ فِي الدُّنْيَا وَالْآخِرَةِ لَمَسَّكُمْ فِي مَا أَفَضْتُمْ

فضل ۽ ان جي رحمت توهان تي دُنيا ۽ آخرت ۾ نه هجي ها ف٢٢ ته ضرور پهچي ها

فِيهِ عَذَابٌ عَظِيمٌ ⑭ إِذْ تَلَقَّوْنَهُ بِأَلْسِنَتِكُمْ وَتَقُولُونَ بِأَفْوَاهِكُم

توهان کي وڏو عذاب انهيءَ حرڪت جي ڪري جيڪا توهان ڪئي جڏهن توهان اهڙي ڳالهه پنهنجي زبان تي هڪ ٻئي کان ٻڌي آندي

مَّا لَيْسَ لَكُم بِهِ عِلْمٌ وَتَحْسَبُونَهُ هَيِّنًا وَهُوَ عِندَ اللَّهِ

۽ پنهنجي وات سان اها ڳالهه ٿي ڪئي جنهن جو توهان کي علم نه هو ۽ ان کي سولو ٿي سمجهيو ف٢٣ ۽ اها

عَظِيمٌ ⑮ وَلَوْلَا إِذْ سَمِعْتُمُوهُ قُلْتُم مَّا يَكُونُ لَنَا أَن

الله وٽ وڏي ڳالهه آهي ف٢۴ ۽ ائين ڇو نه ٿيو جڏهن توهان ٻڌو هو ته چئو ها ته اسان کي حق نه ٿو پهچي جو

ف١٤ ان کي لعان چئبو آهي. مسئلو:- جڏهن مرد پنهنجي گهرواري تي زنا جي تهمت لڳائي ته پوءِ جيڪڏهن مرد ۽ عورت ٻئي شاهدي جا اهل هجن ۽ عورت ان تي مطالبو ڪري ته پوءِ لعان واجب ٿي وڃي ٿو. جيڪڏهن اهو لعان کان انڪار ڪري ته پوءِ ان کي ان وقت تائين قيد ۾ رکيو ويندو جيستائين اهو لعان ڪري يا پنهنجي ڪوڙ جو اقرار ڪري ٿو. جيڪڏهن ڪوڙ جو اقراري ٿئي ته پوءِ ان کي تهمت جي حد لڳائي ويندي، جنهن جو بيان مٿي گذري چڪو آهي ۽ جيڪڏهن لعان ڪرڻ گهري ته پوءِ ان کي چار ڀيرا الله تعالى جي قسم سان چوڻو پوندو ته اهو ان عورت تي زنا جي الزام لڳائڻ ۾ سچو آهي ۽ پنجين ڀيري چوڻو پوندو ته الله تعالى جي لعنت مون تي جيڪڏهن مان ان الزام لڳائڻ ۾ ڪوڙو آهيان. ايتري ڪرڻ کان پوءِ مرد تان تهمت جي حد ساقط ٿي ويندي ۽ عورت تي لعان واجب ٿيندو، انڪار ڪندي ته قيد ڪئي ويندي ايستائين جو لعان منظور ڪري يا مرد جي الزام لڳائڻ جي تصديق ڪري. جيڪڏهن تصديق ڪيائين ته پوءِ عورت تي زنا جي حد لڳائي ويندي ۽ جيڪڏهن لعان ڪرڻ گهري ته پوءِ ان کي چار ڀيرا الله تعالى جي قسم سان چوڻو پوندو ته مرد اُن تي زنا جي تهمت لڳائڻ ۾ ڪوڙو آهي ۽ پنجين ڀيري هي چوڻو پوندو ته جيڪڏهن مرد ان الزام لڳائڻ ۾ سچو هجي ته پوءِ مون تي خدا جو غضب ٿئي. ايتري چوڻ کان پوءِ عورت تان زنا جي حد ساقط ٿي ويندي ۽ لعان کان پوءِ قاضي جي تفريق ڪرڻ سان جُدائي واقع ٿيندي. ان کان سواءِ نه آهي ۽ اها جدائي طلاق بائنه ٿيندي ۽ جيڪڏهن مرد شاهدي وارن مان نه هجي. مثلاً غلام هجي يا ڪافر، يا ان تي تهمت جي حد لڳل هجي ته پوءِ لعان نه ٿيندو ۽ تهمت لڳائڻ سان مرد تي تهمت جي حد لڳائي ويندي ۽ جيڪڏهن مرد شاهدي وارن مان هجي ۽ عورت ۾ اها اهليت نه هجي هن طرح ته اها ٻانهي هجي يا ڪافر يا ٻي هجي يا ان تي تهمت جي حد لڳل هجي يا ڇوڪري هجي يا چري هجي يا زانيه هجي، ان صورت ۾ نه مرد تي حد ٿيندي ۽ نه لعان. شان نزول:- هيءَ آيت هڪ صحابي سڳوري جي حق ۾ نازل ٿي، جنهن محبوب سرورِ ڪونين صلى الله تعالى عليه وآله وسلم جن کان معلوم ڪيو هو ته جيڪڏهن ماڻهو پنهنجي عورت کي زنا ۾ مبتلا ڏسي ته پوءِ ڇا ڪري، نه ان وقت شاهدن جي ڳولا جي فرصت آهي ۽ نه شاهدي کان سواءِ اها ڳالهه چئي سگهي ٿو ته ڇو ته ان کي تهمت جي حد جو انديشو آهي. ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي ۽ لعان جو حڪم ڏنو ويو.

ف١٥ وڏي بهتان مان مُراد حضرت اُم المؤمنين عائشه صديقه رضى الله تعالى عنها تي تهمت لڳائڻ آهي. سنه ٥ هه ۾ غزوه بني المصطلق کان واپسي جي وقت قافلو مدينه طيبه جي ويجهو هڪ منزل تي ترڪيو ته اُم المؤمنين حضرت عائشه صديقه رضى الله تعالى عنها ضرورت جي لاءِ ڪنهن گوشي ۾ تشريف وٺي ويئي، اتي سندس هار ٽٽي پيو، ان جي تلاش ۾ مصروف ٿي ويئي هيڏانهن قافلو روانو ٿي ويو ۽ سندس ڪجاوه شريف کي اٺ تي ٻڌي ڇڏين ۽ انهن کي اهو ئي خيال رهيو ته ام المؤمنين هن ۾ تشريف فرما آهن. قافلو هلي پيو پاڻ اچي قافلي جي جاءِ وٽ ويهي رهيون هن خيال سان ته منهنجي ڳولا ۾ قافلو ضرور واپس ٿيندو. قافلي جي پويان ڪِريل شين جي کڻڻ لاءِ هڪ ماڻهو مقرر ٿيل هوندو هو. ان موقعي تي حضرت صفوان ان ڪم تي مقرر هو. جڏهن اهو آيو ۽ ان پاڻ سڳورين کي ڏٺو ته بلند آواز سان اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّا اِلَيْهِ رَاجِعُوْنَ پڪاريو. پاڻ جلدي ڪپڙي سان پردو ڪري ورتو. ان پنهنجو اٺ ويهاريو. پاڻ سڳوري ان تي سوار ٿي ڪري لشڪر کي پهتي. اندر جي ڪارن منافقن خراب وهم پکيڙيا ۽ سندس شان مبارڪ ۾ بدگوئي شروع ڪئي، ڪي مسلمان به انهن جي فريب ۾ اچي ويا ۽ انهن جي زبان تان به ڪو ڪلمو اجايو سرزد ٿيو. اُم المؤمنين بيمار ٿي پيئي ۽ هڪ مهيني تائين بيمار رهي. ان زماني ۾ کيس اطلاع نه ٿيو ته سندس متعلق منافق ڇا بڪي رهيا آهن. هڪ ڏينهن کيس ام مسطح کان اها خبر معلوم ٿي ته هن سندس بيماري اڃا وڌي ويئي ۽ ان صدمي جي سبب اهڙي رُني جو سندس ڳوڙها بيهند اُهئا ۽ نه هڪ گهڙي ننڊ ايندي هئي. ان حال ۾ محبوب سيد عالم صلى الله تعالى عليه وآله وسلم جن تي وحي نازل ٿي ۽ حضرت اُم المؤمنين جي پاڪائي ۾ هي آيتون نازل ٿيون ۽ سندس شرف ۽ مرتبو ايترو وڌايو جو قرآن ڪريم جي گهڻين آيتن ۾ سندس پاڪائي ۽ فضيلت بيان فرمائي ويئي. ان دوران محبوب سيد الڪونين صلى الله تعالى عليه وآله وسلم جن منبر تي چڙهي قسم سان فرمايو هو ته مون کي پنهنجي اهل جي پاڪائي ۽ خوبي يقين سان معلوم آهي. پوءِ جنهن شخص انهن جي حق ۾ بدگوئي ڪئي آهي ان جي طرف کان مون وٽ ڪير معذرت پيش ڪري سگهي ٿو؟ حضرت عمر فاروق رضى الله تعالى عنه فرمايو ته منافق يقيناً ڪوڙا آهن. ام المؤمنين يقيناً پاڪ آهي. الله تعالى محبوب سيد عالم صلى الله تعالى عليه وآله وسلم جن جي جسم مبارڪ کي مک جي ويهڻ کان محفوظ رکيو جو اها پليتي تي ويهي ٿي. ڪيئن ٿي سگهي ٿو جو اهو پاڻ محبوبن ڪريمن کي بدعورت جي صحبت کان محفوظ نه رکي. حضرت عثمان رضى الله تعالى عنه به اهڙي طرح پاڪائي بيان ڪئي ۽ فرمايو ته الله تعالى توهان جي پاڇي کي زمين تي پوڻ نه ڏنو ته جيئن ان تي ڪنهن جو پير نه اچي. سو جيڪو پروردگار عالم توهان جي پاڇي مبارڪ کي به محفوظ رکي ٿو. ڪهڙي طرح ممڪن آهي جو اهو توهان جي اهل کي محفوظ نه فرمائي. حضرت علي المرتضىٰ رضى الله تعالى عنه فرمايو ته هڪ جُوءِ جي رت لڳڻ سان جهان جي پالڻهار توهان محبوبن سڳورن کي نعلين مبارڪ لاهڻ جو حڪم فرمايو. جيڪو پروردگار عالم توهان محبوبن ڪريمن جي نعلين مبارڪ جي ايتري خسيس گندگي کي پسند نه فرمائي. ممڪن نه آهي جو اهو توهان جي اهل ۾ شائبو پسند فرمائي. اهڙي طرح گهڻن صحابه سڳورن ۽ صحابيات سڳورين قسم کنيا. آيت نازل ٿيڻ کان اڳ ئي اُم المؤمنين جي طرف کان دليون مطمئن هيون. آيت جي نزول ته هيڪاري سندن عزت ۽ شرف بالا تر ڪري ڇڏيو. پوءِ بدگون جي بدگوئي الله تعالى ۽ ان جي حبيب اقدس صلى الله تعالى عليه وآله وسلم جن ۽ صحابه ڪرام وٽ باطل محض آهي ۽ بدگوئي ڪرڻ وارن منافقن جي لاءِ سخت ترين مصيبت آهي. ف١٦ جو الله تعالى توهان کي ان تي جزا ڏيندو ۽ حضرت

تَتَكَلَّمَ بِهٰذَا ۖ سُبْحٰنَكَ هٰذَا بُهْتَانٌ عَظِيْمٌ ﴿١٦﴾ يَعِظُكُمُ اللّٰهُ

اهڙي ڳالهه ڪريون ف٢٥ الاهي تنهنجي پاڪائي آهي ف٢٦ هيءُ وڏو بهتان آهي. الله توهان کي نصيحت

اَنْ تَعُوْدُوْا لِمِثْلِهٖٓ اَبَدًا اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿١٧﴾ وَيُبَيِّنُ

فرمائي ٿو ته هاڻي ڪڏهن به ايئن نه ڇُنجو جيڪڏهن ايمان رکو ٿا ۽ الله توهان جي واسطي آيتون

اللّٰهُ لَكُمُ الْاٰيٰتِ ۭ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌ حَكِيْمٌ ﴿١٨﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ يُحِبُّوْنَ اَنْ

صاف بيان فرمائي ٿو ۽ الله علم ۽ حڪمت وارو آهي جيڪي ماڻهو گهرن ٿا ته مسلمانن ۾ بُري ڳالهه جو چرچو پکيڙجي

تَشِيْعَ الْفَاحِشَةُ فِي الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ۙ فِي الدُّنْيَا

انهن جي واسطي دردناڪ عذاب آهي دُنيا ف٢٧ ۽ آخرت ۾ ف٢٨

وَالْاٰخِرَةِ ۭ وَاللّٰهُ يَعْلَمُ وَاَنْتُمْ لَا تَعْلَمُوْنَ ﴿١٩﴾ وَلَوْلَا فَضْلُ اللّٰهِ عَلَيْكُمْ

۽ الله ڄاڻي ٿو ف٢٩ ۽ توهان نه ٿا ڄاڻو. ۽ جيڪڏهن الله جو فضل ۽

وَرَحْمَتُهٗ وَاَنَّ اللّٰهَ رَءُوْفٌ رَّحِيْمٌ ﴿٢٠﴾ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا

ان جي رحمت توهان تي نه هجي ها ۽ هي ته الله توهان تي نهايت مهربان رحم وارو آهي ته توهان ان جو مزو چکو ها ف٣٠ اي ايمان وارؤ

تَتَّبِعُوْا خُطُوٰتِ الشَّيْطٰنِ ۭ وَمَنْ يَّتَّبِعْ خُطُوٰتِ الشَّيْطٰنِ فَاِنَّهٗ

شيطان جي نقش قدم تي نه هلو ۽ جيڪو شيطان جي پيرن تي هلي

يَاْمُرُ بِالْفَحْشَاۗءِ وَالْمُنْكَرِ ۭ وَلَوْلَا فَضْلُ اللّٰهِ عَلَيْكُمْ وَرَحْمَتُهٗ مَا

ته اهو بي حيائي ۽ بري ڳالهه جو حڪم ڪندو ف٣١ ۽ جيڪڏهن الله جو فضل ۽ ان جي

زَكٰي مِنْكُمْ مِّنْ اَحَدٍ اَبَدًا ۙ وَّلٰكِنَّ اللّٰهَ يُزَكِّيْ مَنْ يَّشَاۗءُ ۭ وَاللّٰهُ

رحمت توهان تي نه هجي ها ته توهان مان ڪو به ڪڏهن به پاڪ نه ٿي سگهي ها ف٣٢ ها ٿو الله پاڪ صاف ڪري ٿو جنهن کي گهري

سَمِيْعٌ عَلِيْمٌ ﴿٢١﴾ وَلَا يَاْتَلِ اُولُوا الْفَضْلِ مِنْكُمْ وَالسَّعَةِ اَنْ يُّؤْتُوْٓا

ف٣٣ ۽ الله ٻڌي ڄاڻي ٿو. ۽ قسم نه کڻن اهي جيڪي توهان مان فضيلت وارا ف٣٤ ۽ گنجائش وارا آهن

اُولِي الْقُرْبٰى وَالْمَسٰكِيْنَ وَالْمُهٰجِرِيْنَ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ښ وَلْيَعْفُوْا

ف٣٥ قرابت وارن ۽ مسڪينن ۽ الله جي راهه ۾ هجرت ڪندڙن کي ڏيڻ جو

وَلْيَصْفَحُوْا ۭ اَلَا تُحِبُّوْنَ اَنْ يَّغْفِرَ اللّٰهُ لَكُمْ ۭ وَاللّٰهُ غَفُوْرٌ

۽ گهرجي ته معاف ڪن ۽ درگذر ڪن ڇا توهان ان کي دوست نه ٿا رکو ته الله توهان جي بخشش ڪري ۽ الله بخشڻهار



ام المؤمنين جو شان ۽ ان جي پاڪائي ظاهر فرمائيندو. اهڙي طرح ان پاڪائي ۾ ارڙهن آيتون نازل فرمايون. ف١٧ يعني ان جي عمل جيترو ته ڪنهن طوفان اٿاريو. ڪنهن طوفان اٿارڻ واري جي زباني موافقت ڪئي، ڪو کليو، ڪنهن خاموشي سان ٻڌي ئي ورتو. جنهن جيڪو ڪيو، تنهن جو بدلو وٺندو. ف١٨ جو ٻين جي دل ڪان اهو طوفان ڪڙو ڪيائين ۽ ان کي مشهور ڪندو رهيو قريو ۽ اهو عبدالله بن ابي بن سلول منافق آهي. ف١٩ آخرت ۾ روايت ٿيل آهي ته انهن بهتان لڳائڻ وارن تي محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي حڪم مبارڪ سان حد قائم ڪئي وئي ۽ اَسي اَسي ڪوڙا لڳايا ويا. ف٢٠ جو ته مسلمان کي اهوئي حڪم آهي ته مسلمان ۾ نيڪ گمان ڪري ۽ بدگماني ممنوع آهي. ڪي گمراهه بي خوف هي جئي وٺندا آهن ته محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي معاذالله ان معاملي ۾ بدگماني ٿي پيئي هئي. اهي بهتان گهڙيندڙ ڪمينا نمڪ حرام ڪوڙا آهن ۽ شانِ رسالت ۾ اهڙو ڪلمو چون ٿا جيڪو مؤمنن جي حق ۾ چوڻ لائق نه آهي. الله تعالىٰ مؤمنن کي فرمائي ٿو ته توهان نيڪ گمان ڇو نه ڪيو. پوءِ ڪيئن ممڪن هو جو محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن بدگماني ڪن ها ۽ محبوب ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي نسبت بدگماني جو لفظ چوڻ وڏي باطني اوندا هي آهي خاص ڪري اهڙي حالت ۾ جڏهن ته بخاري شريف جي حديث ۾ آهي ته محبوب ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن قسم سان فرمايو ته مان ڄاڻان ٿو ته منهنجا حرم پاڪ آهن جيئن مٿي ذڪر ٿي چڪو. مسئلو: هن مان معلوم ٿيو ته مسلمان تي بدگماني ڪرڻ ناجائز آهي ۽ جڏهن ڪنهن نيڪ شخص تي تهمت لڳائي وڃي ته بنا ثبوت ڪان سواءِ مسلمان کي ان جي موافقت ۽ تصديق ڪرڻ جائز نه آهي. ف٢١ بلڪل ڪوڙ آهي بي حقيقت آهي. ف٢٢ ۽ توهان تي فضل ۽ ڪرم منظور نه هجي ها جنهن مان توبه جي لاءِ مهلت ڏيڻ به آهي ۽ آخرت ۾ بخشش ۽ مغفرت فرمائڻ به. ف٢٣ ۽ خيال ڪندا هئا ته ان ۾ وڏو گناهه نه آهي. ف٢٤ وڏو گناهه آهي.

ف٢٥ اهو اسان جي لاءِ جائز نه آهي جو ته ايئن ٿي نه ٿو سگهي. ف٢٦ ان ڪان جو تنهنجي نبي جي پاڪ حرم کي برائي جو شائبو پهچي. مسئلو: اهو ممڪن ئي نه آهي جو ڪنهن نبي جي گهرواري بدڪار ٿي سگهي جيتوڻيڪ ان جو ڪفر ۾ مبتلا هجڻ ممڪن آهي، جو ته نبي سڳورا ڪافرن جي طرف مبعوث ٿين ٿا. پوءِ ضروري آهي ته جيڪا شيءِ ڪافرن وٽ به نفرت جي قابل هجي ان ڪان اهي پاڪ هجن ۽ ظاهر آهي ته عورت جي بدڪاري انهن وٽ به قابل نفرت آهي. (ڪبير وغيره). ف٢٧ يعني هن جهان ۾ ۽ اهو حد قائم ڪرڻ آهي، جهڙي طرح ابن اُبي ۽ حسان ۽ مِسطح کي حد لڳائي وئي (مدارڪ). ف٢٨ دوزخ، جيڪڏهن توبه کان سواءِ مري وڃن. ف٢٩ دلين جا راز ۽ باطن جا احوال. ف٣٠ ۽ عذاب الاهي توهان کي مُهلت نه ڏئي ها. ف٣١ ان جي وسوسن ۾ نه پئو ۽ بهتان لڳائڻ وارن بيهودن جي ڳالهين تي ڪن نه ڏيو. ف٣٢ الله تعالىٰ انکي توبه ڪرڻ ۽ سهڻي عمل ڪرڻ جي توفيق نه ڏئي ها ۽ بخشش ۽ مغفرت نه فرمائي ها. ف٣٣ توبه قبول فرمائي ڪري. ف٣٤ ۽ دين ۾ منزلت وارا آهن. ف٣٥ دولت ۽ مال ۾ شان نزول: هيءَ آيت حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالىٰ عنه جي حق ۾ نازل ٿي. پاڻ قسم کنيو هئائون ته مِسطح سان سهڻو سلوڪ نه ڪندس ۽ اهو سندس ماسيءَ جو پٽ هو، محتاج هو، مهاجر هو، بدري هو، پاڻ ئي ان جو خرچ برداشت ڪندو هو مگر جڏهن ته حضرت ام المؤمنين تي تهمت مڙهڻ وارن سان ان به موافقت ڪئي هئي. تنهن ڪري پاڻ اهو قسم کنيائون. ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي.

رَّحِيۡمٌ ﴿٢٢﴾ اِنَّ الَّذِيۡنَ يَرۡمُوۡنَ الۡمُحۡصَنٰتِ الۡغٰفِلٰتِ الۡمُؤۡمِنٰتِ لُعِنُوۡا

مهربان آهي. ف٣٦ بيشڪ جيڪي عيب لڳائن ٿا انڌڻ ف٣٧ پرهيزگار ايمان وارين عورتن تي ف٣٨ انهن تي لعنت

فِى الدُّنۡيَا وَالۡاٰخِرَةِ وَلَهُمۡ عَذَابٌ عَظِيۡمٌ ﴿٢٣﴾ يَّوۡمَ تَشۡهَدُ عَلَيۡهِمۡ

آهي دُنيا ۽ آخرت ۾ ۽ انهن جي واسطي وڏو عذاب آهي. ف٣٩ جنهن ڏينهن ف٤٠ انهن تي شاهدي ڏينديون

اَلۡسِنَتُهُمۡ وَاَيۡدِيۡهِمۡ وَاَرۡجُلُهُمۡ بِمَا كَانُوۡا يَعۡمَلُوۡنَ ﴿٢٤﴾ يَوۡمَئِذٍ يُّوَفِّيۡهِمُ

سندن زبانون ف٤١ ۽ سندن هٿ ۽ سندن پير جو ڪجھ ڪندا هئا ان ڏينهن الله

اللّٰهُ دِيۡنَهُمُ الۡحَقَّ وَيَعۡلَمُوۡنَ اَنَّ اللّٰهَ هُوَ الۡحَقُّ الۡمُبِيۡنُ ﴿٢٥﴾ اَلۡخَبِيۡثٰتُ

انهن کي سندن صحيح صحيح سزا پوري طرح ڏيندو ف٤٢ ۽ ڄاڻندا ته الله ئي صريح حق آهي ف٤٣

لِلۡخَبِيۡثِيۡنَ وَالۡخَبِيۡثُوۡنَ لِلۡخَبِيۡثٰتِ ۚ وَالطَّيِّبٰتُ لِلطَّيِّبِيۡنَ وَالطَّيِّبُوۡنَ

گندليون عورتون گندن مردن جي واسطي ۽ پليت مرد پليت عورتن جي واسطي ف٤٤ ۽ پاڪ عورتون پاڪ مردن جي واسطي

لِلطَّيِّبٰتِ ۚ اُولٰٓئِكَ مُبَرَّءُوۡنَ مِمَّا يَقُوۡلُوۡنَ ؕ لَهُمۡ مَّغۡفِرَةٌ وَّرِزۡقٌ

۽ چڱا ماڻهو چڱين عورتن جي واسطي آهي ف٤٥ پاڪ آهن انهن ڳالهين کان جيڪي اهي ف٤٦ چئي رهيا آهن انهن جي واسطي بخشش

كَرِيۡمٌ ﴿٢٦﴾ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا لَا تَدۡخُلُوۡا بُيُوۡتًا غَيۡرَ بُيُوۡتِكُمۡ حَتّٰى

۽ عزت جي روزي آهي ف٤٧ اي ايمان وارو پنهنجي گهرن کان سواءِ بين گهرن ۾ نه وڃو

تَسۡتَاۡنِسُوۡا وَتُسَلِّمُوۡا عَلٰٓى اَهۡلِهَا ؕ ذٰلِكُمۡ خَيۡرٌ لَّكُمۡ لَعَلَّكُمۡ تَذَكَّرُوۡنَ ﴿٢٧﴾

ايستائين جو اجازت نه وٺو ف٤٨ ۽ انهن جي رهندڙن تي سلام نه ڪريو ف٤٩ اهو توهان جي واسطي بهتر آهي، متان توهان

فَاِنۡ لَّمۡ تَجِدُوۡا فِيۡهَاۤ اَحَدًا فَلَا تَدۡخُلُوۡهَا حَتّٰى يُؤۡذَنَ لَكُمۡ ۚ وَ

ڌيان ڪريو. پوءِ جيڪڏهن انهن ۾ ڪنهن کي نه لهو ف٥٠ ته انهن ۾ داخل نه ٿيو مالڪن جي اجازت بغير

اِنۡ قِيۡلَ لَكُمُ ارۡجِعُوۡا فَارۡجِعُوۡا هُوَ اَزۡكٰى لَكُمۡ ؕ وَاللّٰهُ بِمَا تَعۡمَلُوۡنَ

ف٥١ ۽ جيڪڏهن توهان کي چيو وڃي موٽي وڃو ته پوءِ موٽي وڃو ف٥٢ اهو توهان جي واسطي ڏاڍو وڻندڙ آهي ۽ الله اوهان جي

عَلِيۡمٌ ﴿٢٨﴾ لَيۡسَ عَلَيۡكُمۡ جُنَاحٌ اَنۡ تَدۡخُلُوۡا بُيُوۡتًا غَيۡرَ مَسۡكُوۡنَةٍ

ڪمن کي ڄاڻي ٿو. هن ۾ توهان تي ڪو گناه نه آهي جو انهن گهرن ۾ وڃو جو خاص ڪنهن جي رهائش جي لاءِ

فِيۡهَا مَتَاعٌ لَّكُمۡ ؕ وَاللّٰهُ يَعۡلَمُ مَا تُبۡدُوۡنَ وَمَا تَكۡتُمُوۡنَ ﴿٢٩﴾

نه آهن ف٥٣ انهن ۾ توهان جو نفعي وٺڻ جو توهان کي اختيار آهي ۽ الله ڄاڻي ٿو جيڪي ظاهر ڪريو ٿا ۽ جيڪي توهان لڪايو ٿا.

منزل ۴

ف٣٦ جڏهن هيءَ آيت محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن پڙهي ته حضرت ابوبڪر صديق رضى الله تعالىٰ عنه فرمايو ته بيشڪ منهنجي آرزو آهي ته الله تعالىٰ منهنجي مغفرت فرمائي ۽ مان مِسطح سان جيڪو سلوڪ ڪندو هوس، ان کي ڪڏهن به موقوف نه ڪندس. ساڳي طرح پاڻ ان کي جاري فرمايائون. مسئلو: هن آيت مان معلوم ٿيو ته جيڪو شخص ڪنهن ڪم تي قسم کڻي پوءِ معلوم ٿئي ته ان جو ڪرڻ بهتر آهي ته پوءِ گهرجي ته ان ڪم کي ڪري ۽ قسم جو ڪفارو ڏئي. صحيح حديث ۾ اهوئي وارد آهي. مسئلو: هن آيت مان حضرت صديق اڪبر رضى الله تعالىٰ عنه جي فضيلت ثابت ٿي. هن مان سندس مٿانهون شان ۽ مرتبو ظاهر ٿئي ٿو ته الله تعالىٰ کيس اولو الفضل فرمايو. ف٣٧ عورتن کي جيڪي بدڪاري ۽ برائي کي ڄاڻن به نه ٿيون ۽ انهن جي دل ۾ بُرو خيال به نه ٿو اچي. ف٣٨ حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته اهي محبوب حضرت پيغمبر ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي پاڪ بيبين سڳورين جا وصاف آهن. هڪ قول هي آهي ته هن مان سڀ ايماندار پاڪ عورتون مراد آهن انهن تي عيب لڳائڻ وارن تي الله تعالىٰ لعنت فرمائي ٿو. ف٣٩ هي عبدالله بن ابي بن سلول منافق جي حق ۾ آهي (خازن). ف٤٠ يعني قيامت جي ڏينهن. ف٤١ زبان جي شاهدي ڏيڻ ته انهن جي وات تي مُهر لڳائڻ کان اڳ ٿيندي ان کان پوءِ وات تي مُهرون لڳايون وينديون، جنهن سان زبانون بند ٿي وينديون ۽ عضوا ڳالهائڻ لڳندا ۽ دُنيا ۾ جيڪي عمل ڪيا هئا تن جون خبرون ڏيندا، جيئن اڳتي ارشاد ٿئي ٿو. ف٤٢ جنهن جا اهي حقدار آهن. ف٤٣ يعني موجود ظاهر آهي. انهيءَ جي قدرت مان هر شيءِ جو وجود آهي. ڪن مفسرن فرمايو ته معنيٰ هي آهي ته ڪافر دنيا ۾ الله تعالىٰ جي واعدن ۾ شڪ ڪندا هئا. الله تعالىٰ آخرت ۾ انهن کي سندن عملن جي سزا ڏيئي انهن واعدن جو حق هجڻ ظاهر فرمائي ڇڏيندو. فائدو: قرآن ڪريم ۾ ڪنهن گناه تي اهڙي سختي ۽ شدت، تڪرار ۽ تاڪيد نه فرمايو ويو، جهڙو حضرت عائشه صديقه رضى الله تعالىٰ عنها جي مٿان بهتان مڙهڻ تي فرمايو ويو. هن مان محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي منزلت جي بلندي ظاهر ٿئي ٿي. ف٤٤ يعني خبيث جي خبيث لائق آهي، خبيث عورت خبيث مرد جي لاءِ ۽ خبيث مرد خبيث عورت جي لاءِ ۽ خبيث ماڻهو خبيث ڳالهين جي پويان لڳي ٿو ۽ خبيث ڳالهيون خبيث ماڻهو جي عادت ٿين ٿيون. ف٤٥ يعني پاڪ مرد ۽ عورتون، جن مان حضرت عائشه صديقه رضى الله تعالىٰ عنها ۽ صفوان آهن. ف٤٦ تهمت لڳائڻ وارا خبيث. ف٤٧ يعني پاڪ مردن ۽ پاڪ عورتن جي لاءِ جنت ۾. هن آيت مان حضرت عائشه صديقه رضى الله تعالىٰ عنها جو ڪمال فضل ۽ شرف ثابت ٿيو ته اها طيبه ۽ پاڪيزه پيدا فرمائي وئي ۽ قرآن ڪريم ۾ سندس پاڪائي جو بيان فرمايو ويو ۽ کيس بخشش ۽ عزت واري رزق جو واعدو ڏنو ويو. حضرت اُم المؤمنين عائشه صديقه رضى الله تعالىٰ عنها کي الله تعالىٰ گهڻين خصلتون عطا فرمايون، جيڪي سندس لاءِ قابل فخر آهن. انهن مان ڪجهه هي آهن ته جبرئيل امين محبوب سرورِ ڪونين صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ هڪ ريشمي ڪپڙي تي سندس تصوير آندي ۽ عرض ڪيائين ته هيءَ توهان جي گهرواري آهي ۽ هي ته محبوب حضرت پيغمبر ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن پاڻ سڳورن کان سواءِ ڪنهن به ڪنواري (باڪره) سان نڪاح نه فرمايو. ۽ هي ته محبوب حضرت رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي وفات سندس گود ۾ ۽ سندس واري جي ڏينهن تي ۽ سندس حجره شريف ۾ محبوب سرورِ ڪونين صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جو آرامگاهه ۽ سندن روضه اقدس ٿيو ۽ هي ته ڪنهن وقت اهڙي حالت ۾ محبوب سائين صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن تي وحي نازل ٿيو جو حضرت صديقه سائڻ گڏ سندن لحاف (رلي، سوڙ) ۾ هوندي هئي ۽ هي ته پاڻ محبوب تاجدار عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي خليفي يارِ غار حضرت ابوبڪر صديق رضى الله تعالىٰ عنه جي نياڻي آهي ۽ هي ته پاڻ پاڪ پيدا ڪئي وئي ۽ سائس بخشش ۽ عزت واري رزق جو واعدو فرمايو ويو. ف٤٨ مسئلو: هن آيت مان ثابت ٿيو ته ٻئي جي گهر ۾ اجازت کان سواءِ داخل ٿيو ۽ اجازت وٺڻ جو هي طريقو به آهي ته بلند آواز سان سبحان الله يا الحمد لله يا الله اڪبر چئي يا کنگهي جنهن سان گهروارن کي معلوم ٿئي ته ڪو اچڻ گهري ٿو يا هي چئي ته ڇا مون کي اندر اچڻ جي اجازت آهي؟ ٻئي جي گهرمان اهو گهر مُراد آهي جنهن ۾ ٻيو سُڪونت رکندو هجي، توڙي ان جو مالڪ هجي يا نه هجي. ف٤٩ مسئلو: ٻئي جي گهر وڃڻ واري جي جيڪڏهن مڪان جي مالڪ سان پهريائين ملاقات ٿي وڃي ته پهريائين سلام ڪري، پوءِ اجازت گهري ۽ جيڪڏهن اهو مڪان جي اندر هجي ته سلام سان گڏ اجازت گهري ۽ هن طرح ته چئي السلام عليڪم ڇا مون کي اندر اچڻ جي اجازت آهي؟ حديث شريف ۾ آهي ته سلام کي ڪلام تي مقدم ڪريو. حضرت عبدالله جي قرأت به انهيءَ تي دلالت ڪري ٿي. اُن جي قرأت هيءَ آهي حَتّٰى تُسَلِّمُوۡا عَلٰٓى اَهۡلِهَا وَتَسۡتَاۡذِنُوۡا ۽ هي به چيو ويو آهي ته پهريائين اجازت گهري، پوءِ سلام ڪري (مدارڪ، ڪشاف، احمدي). مسئلو: جيڪڏهن دروازي جي سامهون بيهڻ ۾ بي پردگي جو انديشو هجي ته پوءِ ساڄي يا کابي پاسي بيهي ڪري اجازت گهري. مسئلو: حديث شريف ۾ آهي ته جيڪڏهن گهر ۾ ماءُ هجي ته ڏهن به اجازت گهري (مؤطا امام مالڪ). ف٥٠ يعني گهر ۾ اجازت ڏيڻ وارو موجود نه هجي. ف٥١ ڇو ته ٻئي جي ملڪيت ۾ تصرف ڪرڻ جي لاءِ ان جي رضا ضروري آهي. ف٥٢ ۽ اجازت طلب ڪرڻ وقت فتوشامد ۽ اصرار نه ڪريو. مسئلو: ڪنهن جو در سان دروازو

قُلْ لِّلْمُؤْمِنِيْنَ يَغُضُّوْا مِنْ اَبْصَارِهِمْ وَيَحْفَظُوْا فُرُوْجَهُمْ ؕ ذٰلِكَ

مسلمان مردن کي حڪم ڏي ته پنهنجي نظر ڪجهه جهڪي رکن ۽ پنهنجي شرمگاهن جي حفاظت ڪن ف٥٥ اهو انهن جي واسطي

اَزْكٰى لَهُمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ خَبِيْرٌۢ بِمَا يَصْنَعُوْنَ ﴿٣٠﴾ وَقُلْ لِّلْمُؤْمِنٰتِ

گهڻو پاڪيزو آهي بيشڪ الله کي انهن جي ڪمن جي خبر آهي ۽ مسلمان عورتن کي حڪم ڏي ته پنهنجون نظرون

يَغْضُضْنَ مِنْ اَبْصَارِهِنَّ وَيَحْفَظْنَ فُرُوْجَهُنَّ وَلَا يُبْدِيْنَ

ڪجهه جهڪيون رکن ف٥٦ ۽ پنهنجي پاڪدامني جي حفاظت ڪن ۽ پنهنجو سينگار نه ڏيکارين ف٥٧ مگر جيترو

زِيْنَتَهُنَّ اِلَّا مَا ظَهَرَ مِنْهَا وَلْيَضْرِبْنَ بِخُمُرِهِنَّ عَلٰى جُيُوْبِهِنَّ ۪ وَلَا

پاڻ ظاهر هجي ۽ ڇڳائي ته پنهنجي گريبانن کي ڍڪ ويڙهي رکن ۽ پنهنجي سينگار کي ظاهر نه ڪن

يُبْدِيْنَ زِيْنَتَهُنَّ اِلَّا لِبُعُوْلَتِهِنَّ اَوْ اٰبَآئِهِنَّ اَوْ اٰبَآءِ بُعُوْلَتِهِنَّ اَوْ

مگر پنهنجي مڙسن تي يا پنهنجي پيءُ ف٥٨ يا مڙسن جي پيءُ ف٥٩ يا پنهنجي پٽن ف٦٠

اَبْنَآئِهِنَّ اَوْ اَبْنَآءِ بُعُوْلَتِهِنَّ اَوْ اِخْوَانِهِنَّ اَوْ بَنِيْۤ اِخْوَانِهِنَّ اَوْ

يا پنهنجي مڙس جي پٽن ف٦١ يا پنهنجي ڀائرن يا پنهنجي ڀائٽن يا پنهنجي ڀاڻيجن ف٦٢ يا

بَنِيْۤ اَخَوٰتِهِنَّ اَوْ نِسَآئِهِنَّ اَوْ مَا مَلَكَتْ اَيْمَانُهُنَّ اَوِ التّٰبِعِيْنَ غَيْرِ

پنهنجي دين جي عورتن يا پنهنجي ٻانهين جيڪي پنهنجي هٿ جي ملڪيت هجن ف٦٣ يا نوڪر بشرطيڪ شهوت وارا

اُولِي الْاِرْبَةِ مِنَ الرِّجَالِ اَوِ الطِّفْلِ الَّذِيْنَ لَمْ يَظْهَرُوْا عَلٰى عَوْرٰتِ

مرد نه هجن ف٦٤ يا اهي ٻار جن کي عورتن جي شرم جهڙين شين جي خبر نه آهي

النِّسَآءِ ۪ وَلَا يَضْرِبْنَ بِاَرْجُلِهِنَّ لِيُعْلَمَ مَا يُخْفِيْنَ مِنْ زِيْنَتِهِنَّ ؕ

ف٦٥ ۽ زمين تي پنهنجا پير زور سان نه رکن جو معلوم ٿي وڃي انهن جو لڪل سينگار ف٦٦ ۽ الله جي طرف

وَتُوْبُوْۤا اِلَى اللّٰهِ جَمِيْعًا اَيُّهَ الْمُؤْمِنُوْنَ لَعَلَّكُمْ تُفْلِحُوْنَ ﴿٣١﴾ وَاَنْكِحُوا

توبهه ڪيو اي مسلمانو سموري جا سمورا هن اميد تي ته توهان ڇوٽڪارو لهو. ۽ نڪاح ڪرائي ڇڏيو

الْاَيَامٰى مِنْكُمْ وَالصّٰلِحِيْنَ مِنْ عِبَادِكُمْ وَاِمَآئِكُمْ ؕ اِنْ يَّكُوْنُوْا

پاڻ منجهان انهن جو جيڪي بنا نڪاح جي هجن ف٦٧ ۽ پنهنجي لائق ٻانهن ۽ ٻانهين جو جيڪڏهن اهي فقير هجن

فُقَرَآءَ يُغْنِهِمُ اللّٰهُ مِنْ فَضْلِهٖ ؕ وَاللّٰهُ وَاسِعٌ عَلِيْمٌ ﴿٣٢﴾ وَلْيَسْتَعْفِفِ

ته الله انهن کي غني ڪري ڇڏيندو پنهنجي فضل جي سبب ف٦٨ ۽ الله وسعت وارو ۽ علم وارو آهي. ۽ ڇڳائي ته پاڻ کي بچائي رکن

ڪڙڪائڻ ۽ سخت آواز سان رڙ يون ڪرڻ خاص ڪري عالمن ۽ بزرگن جي دروازن تي ايئن ڪرڻ، انهن کي زور سان پڪارڻ مڪروه ۽ ادب جي خلاف آهي. ف٥٣ مثلاً سرا، مسافرخانا وغيره جوان ۾ وڃڻ جي لاءِ اجازت حاصل ڪرڻ جي ضرورت نه آهي. شان نزول:- جي آيت انهن سڳورن جي جواب ۾ نازل ٿي، جن اجازت وٺڻ واري آيت يعني متين آيت نازل ٿيڻ کان پوءِ معلوم ڪيو هو ته مڪه مڪرمه ۽ مدينه طيبه جي وچ ۾ ۽ شام جي رستي ۾ جيڪي مسافرخانا ٺهيل آهن، ڇا انهن ۾ به داخل ٿيڻ لاءِ اجازت وٺڻ ضروري آهي.

ف٥٤ ۽ جنهن شيءِ جو ڏسڻ جائز نه آهي، ان تي نظر نه وجهن. مسئلو:- مرد جو بدن ڏن کان وٺي گوڏي جي هيٺ تائين اگهاڙو آهي. ان جو ڏسڻ جائز نه آهي ۽ عورتن مان پنهنجن محرمن ۽ ٻين جي ٻانهي جو به اهو ئي حڪم آهي مگر ايترو وڌيڪ جو انهن جي پيٽ ۽ پٺي جو ڏسڻ به جائز نه آهي ۽ آزاد اجنبي عورت جي سموري بدن جو ڏسڻ ممنوع آهي. اِنْ لَّمْ يَاْمَنْ مِّنَ الشَّهْوَةِ وَاِنْ اَمِنَ مِنْهَا فَالْمَمْنُوْعُ النَّظَرُ اِلٰى مَاسِوَى الْوَجْهِ وَالْكَفِّ وَالْقَدَمِ وَمَنْ يَّاْمَنُ فَاِنَّ الزَّمَانَ (زمانُ) الْفَسَادِ فَلَا يَحِلُّ النَّظَرُ اِلَى الْحُرَّةِ الْاَجْنَبِيَّةِ مُطْلَقًا مِّنْ غَيْرِ ضَرُوْرَةٍ (يعني جيڪڏهن شهوت کان امن وارو نه هجي ۽ جيڪڏهن شهوت کان امن وارو آهي ته پوءِ عورت جي منهن، هٿن ۽ پيرن کان سواءِ جسم جي حصي کي ڏسڻ ممنوع آهي ۽ جيڪو امن وارو آهي ته به هي وقت بيشڪ فساد جو وقت آهي. پوءِ مطلقاً ضرورت کان سواءِ آزاد اجنبي عورت ڏانهن ڏسڻ حلال نه آهي). مگر ضرورت جي حالت ۾ قاضي ۽ شاهد کي ۽ ان عورت سان نڪاح جي خواهش رکڻ واري کي منهن ڏيکارڻ جائز آهي ۽ جيڪڏهن ڪنهن عورت جي ذريعي سان حال معلوم ڪري سگهندو هجي ته پوءِ نه ڏسي ۽ طبيب کي بيماري جي جاءِ جو ضرورت جيترو حصو ڏسڻ جائز آهي. مسئلو:- نابالغ ڇوڪري جي طرف به شهوت سان ڏسڻ ناجائز ۽ حرام آهي (مدارڪ ۽ احمدي).

ف٥٥ زنا ۽ حرام کان بچڻ يا هي معنيٰ آهي ته پنهنجن شرمگاهن ۽ انهن جي لواحق يعني اگهاڙي پوري بدن کي ڍڪن ۽ پردي جو پورو بندوبست ڪن. ف٥٦ ۽ ڌارين مردن کي نه ڏسن. حديث شريف ۾ آهي ته ازواجِ مطهرات مان ڪي امهات المؤمنين محبوب پيڪر رحمت سيد عالم صلى الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ موجود هيون، انهي وقت ابن مڪتوم آيو، محبوب سرور ڪونين صلى الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن ازواجِ مطهرات کي پردي جو حڪم مبارڪ فرمايو، انهن عرض ڪيو ته اهو ته نابين آهي. پاڻ فرمايائون توهين ته نابين نه آهيو (ترمذي ۽ ابو داؤد). هن حديث مان معلوم ٿيو ته عورتن کي به نامحرم جو ڏسڻ ۽ ان جي سامهون ٿيڻ جائز نه آهي. ف٥٧ اظهر هي آهي ته اهو نماز جو حڪم آهي، نه نظر جو، ڇو ته آزاد عورت جو سمورو بدن اگهاڙو آهي مڙس ۽ محرم کان سواءِ ڪنهن ٻئي جي لاءِ ان جي ڪنهن حصي جو ڏسڻ ضرورت کان سواءِ جائز نه آهي ۽ علاج وغيره جي ضرورت کان ضرورت جيترو ڏسڻ جائز آهي. (تفسير احمدي). ف٥٨ ۽ انهن جي حڪم ۾ ڏاڏو، پڙڏاڏو وغيره سمورا اصل. ف٥٩ جو اهي به محرم ٿي وڃن ٿا. ف٦٠ ۽ انهن جي حڪم ۾ آهي انهن جي اولاد. ف٦١ جو اهي به محرم ٿي ويا. ف٦٢ ۽ انهن جي حڪم ۾ آهن چاچا ياماما وغيره سمورا محرم. حضرت عمر فاروق رضي الله تعالیٰ عنه ابو عبيده بن جراح کي لکيو هو ته ڪتابي ڪافرن جي عورتن کي مسلمان عورتن سان گڏ حمام خاني ۾ داخل ٿيڻ کان منع ڪريو. هن مان ثابت ٿيو ته مسلمان عورت کي ڪافر يا ڪافرياڻي عورت جي سامهون پنهنجو بدن کولڻ جائز نه آهي. مسئلو:- عورت پنهنجي غلام کان به ڌاريي مرد وانگر پردو ڪري. (مدارڪ وغيره). ف٦٣ انهن تي پنهنجو سينگار ظاهر ڪرڻ ممنوع نه آهي ۽ غلام انهن جي حڪم ۾ نه آهي، ان کي پنهنجي مالڪ جي زينت جي جاين جو ڏسڻ جائز نه آهي. ف٦٤ مثلاً اهڙا پوڙها هجن جن کي اصلاً شهوت باقي نه رهي هجي ۽ هجن صالح. مسئلو:- حنفي امامن وٽ خصي ۽ نامرد نظر جي حُرمت ۾ ڌاريي جو حڪم رکن ٿا. مسئلو:- اهڙي طرح قبيح الافعال مخنث (کدڙي) کان به پردو ڪيو وڃي جيئن مسلم جي حديث مان ثابت آهي. ف٦٥ اهي ايتري ناداان نابالغ آهن. ف٦٦ يعني عورتون گهر جي اندر گهمڻ ڦرڻ ۾ به پيرايتري قدر آهستي رکن جو انهن جي زيور جو آواز به نه ٻڌو وڃي. مسئلو:- انهي ڪري گهر جي ته عورتون آواز وارا پيرجانبورنه پائن. حديث شريف ۾ آهي ته الله تعالیٰ ان قوم جي دعا قبول نه ٿو فرمائي جن جون عورتون گهنگهرو پائن ٿيون. هن مان سمجهڻ گهرجي ته جڏهن زيور جو آواز دعا جي قبول نه ٿيڻ جو سبب آهي ته پوءِ خاص عورت جو آواز ۽ ان جي بي پردگي ڪيئن نه غضب الاهي جو سبب ٿيندي، پردي جي طرف کان بي پرواهي تباهي جو سبب آهي. (الله تعالیٰ جي پناهه) تفسير احمدي وغيره. ف٦٧ تو ڙي مرد يا عورت، ڪنواري يا غير ڪنوارو. ف٦٨ هن غنا مان مراد يا قناعت آهي جو اها بهترين غنا آهي، جيڪا قناعت واري کي ترددن کان بي نياز ڪري ڇڏي ٿي يا ڪفايت، جو هڪ جو کاڌو ٻن جي لاءِ ڪافي ٿي وڃي، جيئن حديث شريف ۾ وارد ٿيو آهي يا زال ۽ مڙس جي ٻنهي رزقن جو گڏ ٿيڻ يا فراخي نڪاح جي برڪت سان جيئن ته امير المؤمنين سيدنا حضرت عمر فاروق رضي الله تعالیٰ عنه کان مروي آهي.

وَلْيَسْتَعْفِفِ الَّذِيْنَ لَا يَجِدُوْنَ نِكَاحًا حَتّٰى يُغْنِيَهُمُ اللّٰهُ مِنْ فَضْلِهٖ ؕ وَ

۽ جيڪي نڪاح جي طاقت نه ٿا رکن ف٦٩ اهي ايتري تائين جو الله انهن کي طاقت وارو ڪري پنهنجي فضل سان ف٧٠

الَّذِيْنَ يَبْتَغُوْنَ الْكِتٰبَ مِمَّا مَلَكَتْ اَيْمَانُكُمْ فَكَاتِبُوْهُمْ اِنْ عَلِمْتُمْ

۽ توهان جي هٿ جي ملڪيت ٻانهين غلامن مان جيڪي ڪجهه مال ڪمائي ڏيڻ جي شرط تي پنهنجي آزادي لکرائڻ گهرن ته انهن کي لکي ڏيو ف٧١ جيڪڏهن

فِيْهِمْ خَيْرًا ۖۗ وَّاٰتُوْهُمْ مِّنْ مَّالِ اللّٰهِ الَّذِيْۤ اٰتٰىكُمْ ؕ وَلَا تُكْرِهُوْا فَتَيٰتِكُمْ

انهن ۾ ڪا چڱائي معلوم ڪريو ف٧٢ ۽ ان تي انهن جي مدد ڪريو الله جي مال مان جيڪي توهان کي ڏنائين ف٧٣ ۽ مجبور نه ڪريو پنهنجين

عَلَى الْبِغَآءِ اِنْ اَرَدْنَ تَحَصُّنًا لِّتَبْتَغُوْا عَرَضَ الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا ؕ وَ

ٻانهين کي بدڪاري تي جڏهن جو اهي بچڻ چاهن جيئن توهان دنيوي زندگي جو ڪجهه مال حاصل ڪرڻ چاهيو ف٧۴ ۽

مَنْ يُّكْرِهْهُّنَّ فَاِنَّ اللّٰهَ مِنْۢ بَعْدِ اِكْرَاهِهِنَّ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿۳۳﴾ وَلَقَدْ

جيڪو انهن کي مجبور ڪندو پوءِ بيشڪ الله ان کان پوءِ جو اهي مجبوري ۾ آهن بخشيندڙ مهربان آهي. ف٧٦ ۽ بيشڪ

اَنْزَلْنَاۤ اِلَيْكُمْ اٰيٰتٍ مُّبَيِّنٰتٍ وَّمَثَلًا مِّنَ الَّذِيْنَ خَلَوْا مِنْ قَبْلِكُمْ

اسان نازل ڪيون توهان جي طرف روشن آيتون ف٧٧ ۽ ڪجهه انهن ماڻهن جو بيان جيڪي توهان کان اڳي گذري ويا ۽

وَمَوْعِظَةً لِّلْمُتَّقِيْنَ ﴿۳۴﴾ اَللّٰهُ نُوْرُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ مَثَلُ نُوْرِهٖ

پرهيزگارن جي واسطي نصيحت. الله نور آهي ف٧٨ آسمانن ۽ زمين جو ان جي نور جو ف٧٩ مثال ايئن آهي

كَمِشْكٰوةٍ فِيْهَا مِصْبَاحٌ ؕ اَلْمِصْبَاحُ فِيْ زُجَاجَةٍ ؕ اَلزُّجَاجَةُ

جيئن هڪ طاق جو جنهن ۾ ڏيئو آهي اهو ڏيئو هڪ فانوس ۾ آهي ۽ اهو فانوس گويا هڪ

كَاَنَّهَا كَوْكَبٌ دُرِّيٌّ يُّوْقَدُ مِنْ شَجَرَةٍ مُّبٰرَكَةٍ زَيْتُوْنَةٍ لَّا شَرْقِيَّةٍ

ستارو آهي موتي وانگر چمڪندڙ روشن ٿئي ٿو برڪت واري وڻ زيتون مان ف٨٠ جيڪو نه اوڀر جو آهي نه اولهه جو

وَّلَا غَرْبِيَّةٍ ۙ يَّكَادُ زَيْتُهَا يُضِيْٓءُ وَلَوْ لَمْ تَمْسَسْهُ نَارٌ ؕ نُوْرٌ عَلٰى نُوْرٍ ؕ

ف٨١ قريب آهي جو ان جو تيل ف٨٢ روشن ٿي پوي جيتوڻيڪ ان کي باهه نه ڇهي نور تي نور آهي ف٨٣

يَهْدِي اللّٰهُ لِنُوْرِهٖ مَنْ يَّشَآءُ ؕ وَيَضْرِبُ اللّٰهُ الْاَمْثَالَ لِلنَّاسِ ؕ

الله پنهنجي نور جي راهه ٻڌائي ٿو جنهن کي گهري ۽ الله مثال بيان فرمائيندو آهي ماڻهن جي واسطي

وَاللّٰهُ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمٌ ﴿۳۵﴾ فِيْ بُيُوْتٍ اَذِنَ اللّٰهُ اَنْ تُرْفَعَ وَيُذْكَرَ

۽ الله سڀ ڪجهه ڄاڻي ٿو. انهن گهرن ۾ جن جي واسطي الله حڪم فرمايو آهي بلند ڪرڻ جو ف٨۴ ۽ انهن ۾ سندس



ف٦٩ حرامڪاري کان. ف٧٠ جن کي مهر ۽ نفقه (خرچ) حاصل نه آهن. ف٧١ ۽ اهي مهر ۽ نفقه ادا ڪرڻ جي قابل ٿي وڃن. حديث شريف ۾ آهي ته محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ته جيڪو نڪاح جي قدرت رکي، سو نڪاح ڪري ڇو ته نڪاح پاڪدامني ۽ پاڪائي جو مددگار آهي ۽ جنهن کي نڪاح جي طاقت نه هجي سو روزا رکي، ڇو ته اهي شهوتن جي نوڙڻ وارا آهن. ف٧٢ ته اهي ايترو مال ادا ڪري آزاد ٿي وڃن ۽ اهڙي قسم جي آزادي کي ڪتابت چون ٿا ۽ آيت ۾ ان جو امر جائز هجڻ جي لاءِ آهي ۽ اهو جائز هجڻ هن شرط سان گڏ مشروط آهي، جيڪو هن کان پوءِ هن آيت ۾ مذڪور آهي. شان نزول :- حويطب بن عبدالعزيٰ جي غلام صبيح پنهنجي مولیٰ کي ڪتابت جي درخواست ڪئي. مولیٰ انڪار ڪيو. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي. پوءِ حويطب ان کي سؤ دينارن تي مڪاتب ڪري ڇڏيو ۽ انهن مان ويهه دينار ان کي بخشي ڇڏيائين. باقي ان ادا ڪيا. ف٧٣ ڀلائي مان مراد امانت ديانت ۽ ڪمائي تي قدرت رکڻ آهي جو اهو حلال روزي مان مال حاصل ڪري آزاد ٿي سگهي ۽ مولیٰ کي مال ڏيئي آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ پنڻ نه ڦري. انهيءَ ڪري حضرت سلمان فارسي رضي الله تعاليٰ عنه پنهنجي غلام کي مڪاتب ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو جيڪو پنڻ کان سواءِ ٻيو ڪو ڪمائي جو ذريعو نه رکندو هو. ف٧۴ مسلمانن کي ارشاد آهي ته اُهي مڪاتب ٻانهن جي زڪوٰة وغيره ڏيئي مدد ڪن، جنهن سان اهي ڪتابت جو معاوضو ادا ڪري پنهنجو ڪنڌ آزاد ڪرائي آزاد ٿي سگهن ف٧٥ يعني مال جي لالچ ۾ انڌا ٿي ڪري ٻانهين کي بدڪاري تي مجبور نه ڪريو. شان نزول :- هيءَ آيت عبدالله بن ابيّ بن سلول منافق جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪو مال حاصل ڪرڻ جي لاءِ پنهنجين ٻانهين کي بدڪاري تي مجبور ڪندو هو. انهن ٻانهين محبوبِ رحمتِ عالم سرورِ ڪونين صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ ان جي شڪايت ڪئي جنهن تي اها آيت سڳوري نازل ٿي ف٧٦ ۽ گناهه جو وبال مجبور ڪرڻ واري تي. ف٧٧ جن حلال و حرام، حدود و احڪام سڀني کي واضح ڪري ڇڏيو. ف٧٨ نور الله تعاليٰ جي نالن مان هڪ نالو آهي. حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما فرمايو، معنيٰ هي آهي ته الله تعاليٰ آسمانن ۽ زمين جو هادي آهي ته پوءِ آسمانن ۽ زمين وارا ان جي نور سان حق جي واٽ لهن ٿا ۽ ان جي هدايت سان گمراهي جي حيرت کان ڇوٽڪارو حاصل ڪن ٿا. ڪن مفسرن فرمايو ته معنيٰ هي آهي ته الله تعاليٰ آسمانن ۽ زمين کي روشن ڪرڻ وارو آهي. ان آسمانن کي ملائڪن ۽ زمين کي نبين سڳورن سان منور ڪيو. ف٧٩ الله تعاليٰ جي نور مان يا ته مؤمن جي دل جي اها نورانيت مراد آهي، جنهن سان اهو هدايت لهي ٿو ۽ ڪامياب ٿئي ٿو. حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما فرمايو ته الله تعاليٰ جي ان نور جو مثال، جيڪو ان مؤمن کي عطا فرمايو. ڪن مفسرن هن نور مان قرآن پاڪ مُراد ورتو ۽ هڪ تفسير هي آهي ته هن نور مان مُراد محبوب سيد ڪائنات افضل موجودات رحمتِ عالم حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن آهن. ف٨٠ هي وڻ نهايت گهڻي برڪت وارو آهي، ڇو ته ان جو تيل، جنهن کي "زيت" چوندا آهن، نهايت صاف ۽ پاڪ روشني ڏي ٿو. مٿي ۾ هڻبو وڃي ٿو، ٻاجهه ۽ شوري جي جاءِ تي ماني سان ٻڪا ڏبو وڃي ٿو. دنيا جي ڪنهن ٻي تيل ۾ اها وصف نه آهي ۽ زيتون وڻ جا پن نه ٿا ڪرن (خازن). ف٨١ بلڪ وچٿرو آهي، جو دان کي گرمي کان نقصان پهچي، نه سردي کان ۽ اهو نهايت سٺي ۽ اعليٰ آهي ۽ ان جو ڦر وچٿري غايت ۾. ف٨٢ پنهنجي پاڪائي ۽ نرمي جي ڪري پاڻ. ف٨٣ هن تمثيل جي معنيٰ ۾ علماءَ جا ڪيترائي قول آهن. هڪ هي ته نور مان مُراد هدايت آهي ۽ معنيٰ هي آهي ته الله تعاليٰ جي هدايت انتها ظهور ۾ آهي جو محسوسات جي جهان ۾ ان جي تشبيه اهڙي روشندان سان ٿي سگهي ٿي، جنهن ۾ صاف شفاف فانوس هجي. ان فانوس ۾ اهڙو ڏيئو هجي، جيڪو نهايت ئي بهتر ۽ صاف ڪرڻ واري زيتون سان روشن هجن، جو ان جي روشني نهايت اعليٰ ۽ صاف هجي ۽ هڪ قول هي آهي ته هي تمثيل محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي نور جو آهي. حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما ڪعب احبار کي فرمايو ته هن آيت جي معنيٰ بيان ڪر. ان فرمايو ته الله تعاليٰ پنهنجي نبي صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جو مثال بيان فرمايو، روشندان (جارو) ته محبوب سيد الڪونين صلي الله تعاليٰ عليه وسلم جن جو سينو مبارڪ آهي ۽ فانوس دل مبارڪ ۽ ڏيئو نبوت، جيڪو نبوت جي وڻ کان روشن آهي ۽ ان نور محمّدي صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي روشني ۽ اسائت ان ڪمال ظهور جي مرتبي تي آهي جو جيڪڏهن پاڻ پنهنجي نبي هجڻ جو بيان نه فرمائن ته ذهن به خلق تي ظاهر ٿي وڃي ۽ حضرت ابن عمر رضي الله تعاليٰ عنهما کان روايت ٿيل آهي ته روشندان ته محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جو سينو مبارڪ آهي ۽ فانوس دل پاڪ ۽ ڏيئو اهو نور آهي، جيڪو الله تعاليٰ ان ۾ رکيو جو شرقي آهي نه غربي، نه يهودي ۽ نه نصراني، هڪ مبارڪ وڻ کان روشن آهي، اهو وڻ حضرت ابراهيم عليه السلام آهي نور قلب ابراهيم تي نور محمّدي صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم نور تي نور آهي ۽ محمّد بن ڪعب قرظي چيو ته روشندان ۽ فانوس ته حضرت اسماعيل عليه السلام، جو گهڻا نبي سڳوراسندن نسل مان آهن ۽ شرقي ۽ غربي نه هجڻ جي هيءَ معنيٰ آهي ته حضرت ابراهيم عليه السلام نه يهودي هو، نه نصارو، ڇو ته يهودي اولهه طرف نماز پڙهن ٿا ۽ نصاريٰ اوڀر طرف. قريب آهي جو محبوب مُحمّد مصطفيٰ احمد مجتبيٰ سرورِ ڪونين صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جا محاسن و ڪمالات وحي جي نزول کان اڳ ئي خلق تي ظاهر ٿي وڃن. نور تي نور هي ته نبي آهن نبي جي نسل مان، نورِ محمّدي صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم

* يعني ڏيئو سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وسلم ۽ وڻ مبارڪ حضرت ابراهيم عليه السلام

فِيۡهَا اسۡمُهٗ ۙ يُسَبِّحُ لَهٗ فِيۡهَا بِالۡغُدُوِّ وَالۡاٰصَالِ ۙ﴿۳۶﴾ رِجَالٌ ۙ لَّا تُلۡهِيۡهِمۡ

ان ۾ سندس نالو ورتو وڃي ٿو، الله جي تسبيح پڙهندا آهن انهن ۾ صبح ۽ شام ف٨٥ اهي مردجن کي غافل نه ٿو ڪري

تِجَارَةٌ وَّلَا بَيۡعٌ عَنۡ ذِكۡرِ اللّٰهِ وَاِقَامِ الصَّلٰوةِ وَاِيۡتَآءِ الزَّكٰوةِ ۙ

ڪو واپار ۽ نه ئي ڪا خريد و فروخت الله جي ياد کان ف٨٦ ۽ نماز قائم رکڻ ف٨٧ ۽ زڪواة ادا ڪرڻ کان ف٨٨

يَخَافُوۡنَ يَوۡمًا تَتَقَلَّبُ فِيۡهِ الۡقُلُوۡبُ وَالۡاَبۡصَارُ ۙ﴿۳۷﴾ لِيَجۡزِيَهُمُ اللّٰهُ

ڊڄن ٿا ان ڏينهن کان جنهن ڏينهن ڦري وينديون دليون ۽ اکيون ف٨٩. جيئن الله انهن کي بدلو ڏي

اَحۡسَنَ مَا عَمِلُوۡا وَيَزِيۡدَهُمۡ مِّنۡ فَضۡلِهٖ ؕ وَاللّٰهُ يَرۡزُقُ مَنۡ يَّشَآءُ

سندن بهتر ڪم جو ۽ پنهنجي فضل سان انهن کي وڌيڪ انعام ڏي ۽ الله روزي ڏي ٿو

بِغَيۡرِ حِسَابٍ ﴿۳۸﴾ وَالَّذِيۡنَ كَفَرُوۡۤا اَعۡمَالُهُمۡ كَسَرَابٍۭ بِقِيۡعَةٍ يَّحۡسَبُهُ

بي حساب جنهن کي گهري. ۽ جن ڪفر ڪيو انهن جا عمل ايئن آهن جيئن اس ۾ چمڪندڙ واري رڻ پٽ ۾

الظَّمۡاٰنُ مَآءً ؕ حَتّٰۤى اِذَا جَآءَهٗ لَمۡ يَجِدۡهُ شَيۡـًٔـا وَّوَجَدَ اللّٰهَ عِنۡدَهٗ

جو گمان ڪري ان کي اڃايل پاڻي ايستائين جو جڏهن ان وٽ آيو ته ان کي ڪجهه نه ڏٺائين ف٩٠ ۽ الله کي پنهنجي قريب ڏٺائين،

فَوَفّٰٮهُ حِسَابَهٗ ؕ وَاللّٰهُ سَرِيۡعُ الۡحِسَابِ ۙ﴿۳۹﴾ اَوۡ كَظُلُمٰتٍ فِىۡ بَحۡرٍ لُّـجِّىٍّ

پوءِ ان سندس حساب پورو پورو ڏئي ڇڏيو ۽ الله جلدي حساب ڪري ٿو ف٩١ يا اونداهين وانگر ڪنهن

يَّغۡشٰٮهُ مَوۡجٌ مِّنۡ فَوۡقِهٖ مَوۡجٌ مِّنۡ فَوۡقِهٖ سَحَابٌ ؕ ظُلُمٰتٌۢ

اونهي درياء ف٩٢ ۾ ان جي مٿان موج ۾ موج جي مٿان وري موج ان جي مٿان ڪڪر اونداهيون آهن

بَعۡضُهَا فَوۡقَ بَعۡضٍ ؕ اِذَاۤ اَخۡرَجَ يَدَهٗ لَمۡ يَكَدۡ يَرٰٮهَا ؕ وَمَنۡ لَّمۡ

هڪ ٻئي مٿان ف٩٣ جڏهن پنهنجو هٿ ٻاهر ڪڍي نه آهي قريب جو ڪجهه ڏسڻ ۾ اچي ف٩٤ ۽ جنهن کي الله نور نه ڏي

يَجۡعَلِ اللّٰهُ لَهٗ نُوۡرًا فَمَا لَهٗ مِنۡ نُّوۡرٍ ﴿۴۰﴾ اَلَمۡ تَرَ اَنَّ اللّٰهَ يُسَبِّحُ لَهٗ مَنۡ

ته ان جي واسطي ڪاٿي به نور نه آهي. ف٩٥ ڇا تو نه ڏٺو ته الله جي پاڪائي بيان ڪن ٿا جو

فِى السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ وَالطَّيۡرُ صٰٓفّٰتٍ ؕ كُلٌّ قَدۡ عَلِمَ صَلَاتَهٗ وَ

ڪجهه آسمانن ۽ زمين ۾ آهن ۽ پکي ف٩٦ پر پکيڙيندي، سڀني کي معلوم آهي پنهنجي نماز ۽

تَسۡبِيۡحَهٗ ؕ وَاللّٰهُ عَلِيۡمٌۢ بِمَا يَفۡعَلُوۡنَ ﴿۴۱﴾ وَلِلّٰهِ مُلۡكُ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ

ان جي پاڪائي بيان ڪرڻ جو طريقو ۽ الله انهن جي ڪمن کي ڄاڻي ٿو ۽ الله جي ئي واسطي آهي آسمانن ۽ زمين جي بادشاهي

منزل ۴

(ع ۵ ۶ ۱۱)

عليه وآله وسلم آهي نور ابراهيمي تي، ان کان سواءِ ٻيا به گهڻا قول آهن (خازن). ف٨۴ ۽ انهن جي تعظيم ۽ پاڪائي لازم ڪيائين. انهن گهرن مان مُراد مسجدون آهن. حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما فرمايو زمين تي مسجدون الله جو گهر آهن

ف٨٥ تسبيح مان مُراد نمازون آهن. صبح جي تسبيح مان فجر ۽ شام مان ٻيپهري ٽيپهري، سانجهي ۽ سومهڻي مُراد آهن.

ف٨٦ ۽ ان جي قلبي ذڪر ۽ زباني ذڪر ۽ نماز جي وقتن تي مسجدن جي حاضري کان.

ف٨٧ ۽ انهن کي وقت تي ادا ڪرڻ کان. حضرت ابن عمر رضي الله تعالیٰ عنهما بازار ۾ هو مسجد ۾ نماز لاءِ تڪبير چئي ويئي، پاڻ ڏٺائين ته بازار وارا اٿيا ۽ دوڪان بند ڪري مسجد ۾ داخل ٿي ويا ته پوءِ فرمايائين ته آيت رِجَالٌ ۙ لَّا تُلۡهِيۡهِمۡ اهڙن ئي ماڻهن جي حق ۾ آهي.

ف٨٨ ان جي وقت تي.

ف٨٩ دليون جو ڦري ويڻ هي آهي ته خوف ۽ بي قراري جي سختي کان ڦري نڪي تائين چڙهي اينديون، جو نه ٻاهر نڪرن، نه هيٺ لهن ۽ اکيون مٿي چڙهي وينديون يا هي معنیٰ آهي ته ڪافرن جون دليون ڪفر ۽ شڪ کان ايمان ۽ يقين جي طرف موٽي وينديون ۽ اکين تان پردا کڄي ويندا، هي ته ان ڏينهن جو بيان آهي. آيت ۾ هي ارشاد فرمايو ويو ته اهي فرمانبردار ٻانها، جيڪي ذڪر ۽ طاعت ۾ نهايت تيز ۽ تيار رهن ٿا ۽ عبادت جي ادا ۾ سرگرم رهن ٿا، هن سڀني عمل جي باوجود ان ڏينهن کان خوف وارا رهن ٿا ۽ سمجهن ٿا ته الله تعالیٰ جي عبادت جو حق ادا ئي نه سگهيو.

ف٩٠ يعني پاڻي سمجهي ان جي ڳولا ۾ نڪتو ۽ جڏهن اتي پهتو ته پاڻي جو نالو ۽ نشان نه هو. ايئن ئي ڪافر پنهنجي خيال ۾ نيڪيون ڪري ٿو ۽ سمجهي ٿو ته الله تعالیٰ کان ان جو ثواب لهندو، پر جڏهن قيامت جي ميدان ۾ پهچندو ته ثواب نه لهندو، بلڪ وڏي عذاب ۾ گرفتار ٿيندو ۽ ان وقت سندس حسرت ۽ رنج و غم ان اُڃ کان تمام وڌيڪ ٿيندو.

ف٩١ ڪافرن جي عملن جو اهو ٻيو مثال آهي.

ف٩٢ سمنڊن جي اونهائي ۾.

ف٩٣ هڪ اونداهي درياء جي اونهائي جي، اُن تي هڪ ٻي اونداهي موجن جي ڪثرت جي، ان تي ٻي اونداهي ڪڪرن جي ڳتيل جهڙ جي انهن اونداهين جي سختي جو اهو عالم جو جيڪو ان ۾ هجي اهو.

ف٩٤ هن جي باوجود جو پنهنجو هٿ نهايت ئي قريب ۽ پنهنجي جسم جو جزو آهي، جڏهن اهو به نظر نه اچي ته پوءِ ٻي ڪهڙي شيءِ نظر ايندي، اهڙو ئي حال آهي ڪافر جو، جو اهو ڪوڙي عقيدي ناحق قول ۽ بڇڙي عمل جي اونداهين ۾ گرفتار آهي. ڪن مفسرن فرمايو ته درياء جي ڪُن ۽ ان جي اونهائي سان ڪافر جي دل کي ۽ موجن سان جهالت، شڪ ۽ حيرت کي؛ جيڪي ڪافر جي دل تي ڇانيل آهن ۽ ڪڪرن سان مُهر کي؛ جيڪا انهن جي دلين تي آهي؛ تشبيه ڏني ويئي. ف٩٥ ڪامياب اهو ٿيو ته جنهن کي اهو هدايت ڏئي ف٩٦ جيڪي آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ آهن.

وَاِلَى اللّٰهِ الْمَصِيْرُ ﴿۴٢﴾ اَلَمْ تَرَ اَنَّ اللّٰهَ يُزْجِيْ سَحَابًا ثُمَّ يُؤَلِّفُ بَيْنَهٗ

۽ الله جي طرف ئي موٽڻو آهي. ڇا نه ڏٺو ته الله نرم نرم هلائي ٿو ڪڪرن کي وڪ٩٧ پوءِ انهن کي پاڻ ۾ ملائي ٿو

ثُمَّ يَجْعَلُهٗ رُكَامًا فَتَرَى الْوَدْقَ يَخْرُجُ مِنْ خِلٰلِهٖ ۚ وَيُنَزِّلُ مِنَ

و٩٨ پوءِ انهن کي تهه بتهه ڪري ٿو پوءِ تون ڏسندين ته مينهن انهي جي وچان نڪري ٿو ۽ لاهي ٿو آسمان کان

السَّمَآءِ مِنْ جِبَالٍ فِيْهَا مِنْۢ بَرَدٍ فَيُصِيْبُ بِهٖ مَنْ يَّشَآءُ وَيَصْرِفُهٗ

ان مان جو برف جا پهاڙ آهن ان مان ڪجهه ڳڙا و٩٩ پوءِ اهو سٽي ٿو جنهن تي چاهي و١٠٠ ۽ ان کي ڦيرائي ڇڏي ٿو

عَنْ مَّنْ يَّشَآءُ ؕ يَكَادُ سَنَا بَرْقِهٖ يَذْهَبُ بِالْاَبْصَارِ ﴿۴٣﴾ يُقَلِّبُ اللّٰهُ

جنهن کان گهري ٿو و١٠١ قريب آهي جو انهيءَ جي بجلي جي چمڪ اکيون وٺي و١٠٢. الله مٽاسٽا ڪري ٿو

الَّيْلَ وَالنَّهَارَ ؕ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَعِبْرَةً لِّاُولِى الْاَبْصَارِ ﴿۴۴﴾ وَاللّٰهُ خَلَقَ

رات ۽ ڏينهن جي و١٠٣ بيشڪ ان ۾ سمجهڻ جو مقام آهي نظر وارن جي واسطي. الله زمين تي هر

كُلَّ دَآبَّةٍ مِّنْ مَّآءٍ ۚ فَمِنْهُمْ مَّنْ يَّمْشِيْ عَلٰى بَطْنِهٖ ۚ وَمِنْهُمْ مَّنْ

ڇُرندڙ شيءِ پاڻي مان خلقي و١٠۴ پوءِ انهن مان ڪو پنهنجي پيٽ تي هلي ٿو و١٠٥ ۽ انهن مان ڪو

يَّمْشِيْ عَلٰى رِجْلَيْنِ ۚ وَمِنْهُمْ مَّنْ يَّمْشِيْ عَلٰۤى اَرْبَعٍ ؕ يَخْلُقُ اللّٰهُ مَا

ٻن پيرن تي هلي ٿو و١٠٦ ۽ انهن مان ڪو چئن پيرن تي هلي ٿو و١٠٧ الله پيدا فرمائي ٿو

يَشَآءُ ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ﴿۴٥﴾ لَقَدْ اَنْزَلْنَاۤ اٰيٰتٍ مُّبَيِّنٰتٍ ؕ

جيڪي گهري. بيشڪ الله سڀ ڪجهه ڪري سگهي ٿو. بيشڪ اسان نازل ڪيون صاف بيان ڪندڙ آيتون

وَاللّٰهُ يَهْدِيْ مَنْ يَّشَآءُ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ﴿۴٦﴾ وَيَقُوْلُوْنَ اٰمَنَّا

و١٠٨ ۽ الله جنهن کي گهري سڌي واٽ ڏيکاري و١٠٩. ۽ چون ٿا اسان ايمان آندو

بِاللّٰهِ وَبِالرَّسُوْلِ وَاَطَعْنَا ثُمَّ يَتَوَلّٰى فَرِيْقٌ مِّنْهُمْ مِّنْۢ بَعْدِ ذٰلِكَ ؕ

الله ۽ رسول تي ۽ حڪم مڃيوسي پوءِ ڪي انهن مان ان کان پوءِ ڦري وڃن ٿا و١١٠

وَمَاۤ اُولٰٓئِكَ بِالْمُؤْمِنِيْنَ ﴿۴٧﴾ وَاِذَا دُعُوْۤا اِلَى اللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ لِيَحْكُمَ

۽ اهي مسلمان نه آهن و١١١ ۽ جڏهن سڏيا وڃن الله ۽ ان جي رسول جي طرف جو رسول انهن ۾ فيصلو فرمائي

بَيْنَهُمْ اِذَا فَرِيْقٌ مِّنْهُمْ مُّعْرِضُوْنَ ﴿۴٨﴾ وَاِنْ يَّكُنْ لَّهُمُ الْحَقُّ يَاْتُوْۤا

تڏهن انهن مان هڪڙو ٽولو منهن ڦيري وڃي ٿو. ۽ جيڪڏهن انهن جي فائدي ۾ فيصلو هجي ته ان



و٩٧ جنهن سرزمين ۾ جن شهرن جي طرف جا هي.

و٩٨ ۽ انهن جي ٽڪرين کي ٽڪرين ٽڪرن کي گڏ ڪري ٿو.

و٩٩ هن جي معنيٰ يا ته هي آهي ته جهڙي طرح زمين ۾ پٿرن جا جبل آهن ائين ئي آسمان ۾ برف جا جبل الله تعاليٰ پيدا ڪيا آهن ۽ هي ان جي قدرت کان ڪجهه پري نه آهي. انهن جبلن مان ڳڙا وسائي ٿو يا هي معنيٰ آهي ته آسمان مان ڳڙن جي جبلن جو جبل وسائي ٿو يعني گهڻائي سان ڳڙا وسائي ٿو. (مدارڪ وغيره)

و١٠٠ ۽ جنهن جي جان ۽ مال کي گهري ٿو، انهن سان هلاڪ ۽ تباهه ڪري ٿو.

و١٠١ ان جي جان ۽ مال کي محفوظ رکي ٿو.

و١٠٢ ۽ روشني جي تيزي سان اکين کي بيڪار ڪري ڇڏي.

و١٠٣ جو رات کان پوءِ ڏينهن آڻي ٿو ۽ ڏينهن کان پوءِ رات.

و١٠۴ يعني حيوان جي سڀني جنسن کي پاڻي جي جنس مان پيدا ڪيائين ۽ پاڻي انهن سڀني جو اصل آهي ۽ اهي سڀ اصل سان متحد هجڻ جي باوجود هڪٻئي کان ڪيتري قدر مختلف آهن. اهو جهان جي خالق جي علم و حڪمت ۽ ان جي ڪمال قدرت جو روشن دليل آهي.

و١٠٥ جيئن ته نانگ، مڇي ۽ ٻيا ڪيترائي ڪيڙا.

و١٠٦ جيئن ته ماڻهو ۽ پکي.

و١٠٧ جيئن ته چوپايا ۽ ڦاڙيندڙ جانور.

و١٠٨ يعني قرآن ڪريم، جنهن ۾ هدايت، احڪام، حلال ۽ حرام جو واضح بيان آهي.

و١٠٩ ۽ سڌو رستو، جنهن تي هلڻ سان رضاءِ الاهي ۽ آخرت جي نعمت حاصل ٿئي، دين اسلام آهي. آيتن جي ذڪر فرمائڻ کان پوءِ هي ٻڌايو وڃي ٿو ته انسان ٽن ٽولن ۾ تقسيم ٿي ويا. هڪ اُهي جن ظاهر ۾ حق جي تصديق ڪئي ۽ باطن ۾ تڪذيب ڪندا رهيا، سي منافق مشهور آهن. ٻيا اُهي جن ظاهر ۾ تڏهن باطن ۾ تصديق ڪري معتقد رهيا، سي آهن مخلص. ٽيان اُهي جن ظاهر ۾ تڏهن باطن ۾ تڪذيب ڪئي، سي آهن ڪافر. انهن جو ذڪر ترتيب سان فرمايو وڃي ٿو.

و١١٠ ۽ پنهنجي قول جي پابندي نه ٿا ڪن.

و١١١ منافق آهن ڇو ته انهن جون دليون انهن جي زبانن جي موافق نه آهن.

اِلَيۡهِ مُذۡعِنِيۡنَ ؕ﴿۴۹﴾ اَفِیۡ قُلُوۡبِهِمۡ مَّرَضٌ اَمِ ارۡتَابُوۡۤا اَمۡ يَخَافُوۡنَ

جي طرف اچن مڃيندي ف١١٢ ڇا انهن جي دلين ۾ بيماري آهي ف١١٣ يا شڪ رکن ٿا ف١١٤ يا اهي ڊڄن ٿا

اَنۡ يَّحِيۡفَ اللّٰهُ عَلَيۡهِمۡ وَرَسُوۡلُهٗ ؕ بَلۡ اُولٰٓئِكَ هُمُ الظّٰلِمُوۡنَ ﴿۵۰﴾ اِنَّمَا

ته الله ۽ رسول انهن تي ظلم ڪندا ف١١٥ بلڪ اُهي پاڻ ئي ظالم آهن.

كَانَ قَوۡلَ الۡمُؤۡمِنِيۡنَ اِذَا دُعُوۡۤا اِلَى اللّٰهِ وَرَسُوۡلِهٖ لِيَحۡكُمَ بَيۡنَهُمۡ

مسلمانن جي ڳالهه ته هيءَ آهي ف١١٦ جڏهن الله ۽ رسول جي طرف سڏيا وڃن جو رسول انهن ۾ فيصلو فرمائي

اَنۡ يَّقُوۡلُوۡا سَمِعۡنَا وَاَطَعۡنَا ؕ وَاُولٰٓئِكَ هُمُ الۡمُفۡلِحُوۡنَ ﴿۵۱﴾ وَمَنۡ يُّطِعِ

جو عرض ڪن ته اسان ٻڌو ۽ حڪم مڃيو ۽ اهي ئي مانٺو مراد کي پهتا. ۽ جيڪو حڪم مڃي

اللّٰهَ وَرَسُوۡلَهٗ وَيَخۡشَ اللّٰهَ وَيَتَّقۡهِ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الۡفَآئِزُوۡنَ ﴿۵۲﴾

الله ۽ سندس رسول جو ۽ الله کان ڊڄي ۽ پرهيزگاري ڪري ته اهي ئي مانٺو ڪامياب آهن

وَاَقۡسَمُوۡا بِاللّٰهِ جَهۡدَ اَيۡمَانِهِمۡ لَئِنۡ اَمَرۡتَهُمۡ لَيَخۡرُجُنَّ ؕ قُلۡ

۽ انهن ف١١٧ الله جو قسم کنيو تاڪيد سان قسم جيڪڏهن تون انهن کي حڪم ڏيندين ته اهي ضرور جهاد تي نڪرندا

لَّا تُقۡسِمُوۡا ۚ طَاعَةٌ مَّعۡرُوۡفَةٌ ؕ اِنَّ اللّٰهَ خَبِيۡرٌۢ بِمَا تَعۡمَلُوۡنَ ﴿۵۳﴾ قُلۡ

تون فرماءِ قسم نه کڻو ف١١٨ شريعت جي موافق فرمانبرداري گهرجي بيشڪ الله ڄاڻي ٿو جو ڪجهه اوهان ڪريو ٿا ف١١٩

اَطِيۡعُوا اللّٰهَ وَاَطِيۡعُوا الرَّسُوۡلَ ۚ فَاِنۡ تَوَلَّوۡا فَاِنَّمَا عَلَيۡهِ مَا حُمِّلَ

تون فرماءِ الله جو حڪم مڃيو ۽ رسول جو حڪم مڃيو ف١٢٠ پوءِ جيڪڏهن تون منهن ڦيريو ف١٢١ ته پوءِ رسول جي ذمي اهو ئي آهي جيڪو ان تي

وَعَلَيۡكُمۡ مَّا حُمِّلۡتُمۡ ؕ وَاِنۡ تُطِيۡعُوۡهُ تَهۡتَدُوۡا ؕ وَمَا عَلَى الرَّسُوۡلِ اِلَّا

لازم ڪيو ويو ف١٢٢ ۽ توهان تي اهو آهي جنهن جو بار توهان تي رکيو ويو ۽ ف١٢٣ جيڪڏهن رسول جي فرمانبرداري ڪندؤ ته هدايت وارا ٿيندؤ ۽ رسول جي ذمي نه

الۡبَلٰغُ الۡمُبِيۡنُ ﴿۵۴﴾ وَعَدَ اللّٰهُ الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا مِنۡكُمۡ وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ

آهي مگر صاف پهچائي ڇڏڻ. ف١٢٤ الله واعدو ڪيو انهن سان جن توهان منجهان ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا ف١٢٥

لَيَسۡتَخۡلِفَنَّهُمۡ فِى الۡاَرۡضِ كَمَا اسۡتَخۡلَفَ الَّذِيۡنَ مِنۡ قَبۡلِهِمۡ

ته ضرور انهن کي زمين ۾ خلافت ڏيندو ف١٢٦ جيئن انهن کان اڳين کي خلافت ڏنائين ف١٢٧

وَلَيُمَكِّنَنَّ لَهُمۡ دِيۡنَهُمُ الَّذِى ارۡتَضٰى لَهُمۡ وَلَيُبَدِّلَنَّهُمۡ مِّنۡۢ

۽ ضرور انهن جي واسطي ڄمائي ڇڏيندو انهن جو اهو دين جنهن کي انهن جي واسطي پسند فرمايائين ف١٢٨ ۽ ضرور انهن جي

منزل ٤

ع ٦/١٠ ١٢

ف١١٢ ڪافر ۽ منافق گهڻا ڀيرا تجربا ڪري چڪا هُئا ۽ انهن کي ڪامل يقين هو ته محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جو فيصلو سراسر حق ۽ عدل هوندو آهي، ان ڪري انهن ۾ جيڪو سچو هوندو هو، سو ته خواهش ڪندو هو ته حضور پرنور محبوب سرورِ ڪائنات صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن سندس فيصلو ڪرڻ فرمائن، پر جيڪو ناحق تي هوندو هو، سو چاهيندو هو ته محبوب رسولِ اڪرم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي سچي عدالت سان اهو پنهنجي ناجائز مُراد نه ٿو لهي سگهي، تنهن ڪري اهو محبوب رحمتِ عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي فيصلي کان ڊڄندو ۽ گهٻرائيندو هو. شان نزول:- بشر نالي هڪ منافق هو. ان جو هڪ يهودي سان زمين جي معاملي ۾ جهيڙو هو. يهودي ڄاڻيندو هو ته اهو ان معاملي ۾ سچو آهي ۽ ان کي پڪ يقين هو ته محبوبِ پاڪ صاحبِ لولاڪ حضور اقدس صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن حق ۽ عدل جو فيصلو فرمائيندا آهن، ان ڪري ان خواهش ڪئي ته اهو مقدمو محبوب سائين جن کان حل ڪرايو وڃي، پر منافق به ڄاڻندو هو ته آءٌ ڪوڙو آهيان ۽ محبوب سرورِ ڪونين صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن عدل ۽ انصاف ۾ ڪنهن جي به رعايت نه ڪندا آهن. ان ڪري اهو محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي فيصلي تي راضي نه ٿيو ۽ ڪعب بن اشرف يهودي کان فيصلي ڪرائڻ تي جهيل رهيو ۽ محبوب ڪريم جن متعلق چوڻ لڳو ته اُهي اسان تي ظلم ڪندا. ان تي هي آيت نازل ٿي.

ف١١٣ ڪفر يا نفاق جي.

ف١١٤ محبوب رحمتِ عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي نبوت ۾.

ف١١٥ ايئن ته آهي ئي نه ڇو ته اُهي گهوڙ ڪجهه ڄاڻن ٿا ته محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جو فيصلو حق کان تجاوز ڪري ئي نه ٿو سگهي ۽ بد ديانت سندن عدالت سان پراڻي حق مارڻ ۾ ڪامياب نه ٿو ٿي سگهي. انهيءَ سبب جي ڪري اهي سندن فيصلي کان پاسو ڪن ٿا.

ف١١٦ ۽ انهن کي اهو ادب جو طريقو لازم آهي ته.

ف١١٧ يعني منافقن (مدارڪ).

ف١١٨ جو ڪوڙو قسم گناهه آهي.

ف١١٩ زباني اطاعت ۽ عملي مخالفت ان کان ڪجهه به لڪل نه آهي.

ف١٢٠ سچي دل ۽ سچي نيت سان.

ف١٢١ حضرت محبوب پيغمبر ڪريم عليه الصلوٰة والسلام جن جي فرمانبرداري کان ته پوءِ ان ۾ انهن جو ڪو به نقصان نه آهي.

ف١٢٢ يعني دين جي تبليغ ۽ احڪامِ الاهي جو پهچائڻ، ان کي محبوب رسول ڪريم عليه الصلوٰة والسلام جن چڱي طرح ادا ڪيو ۽ اُهي پنهنجي فرض کي پورو ڪري چڪا. ف١٢٣ يعني محبوب رسول عليه الصلوٰة والسلام جن جي اطاعت ۽ فرمانبرداري. ف١٢٤ اهڙي طرح محبوب رسولِ اڪرم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن تمام واضح طريقي سان پهچائي ڇڏيو. ف١٢٥ شان نزول:- محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن وحي نازل ٿيڻ کان ڏهن سالن تائين مڪه مڪرمه ۾ صحابه ڪرام سان گڏ قيام فرمايو ۽ ڪافرن جي لڳاتار تڪليفن جي باوجود صبر فرمائيندا رهيا. آخر الله تعالىٰ جي حڪم مبارڪ سان مدينه طيبه ڏانهن هجرت فرمايائون ۽ انصار جي گهرن کي رهائش سان سرفراز ڪيائون مگر قريش ان تي به باز نه آيا، روزانو انهن جي طرفان جنگ جا اعلان ٿيندا رهندا هُئا ۽ قسم قسم جون ڌمڪيون ڏنيون وينديون هيون. حضرت محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جا صحابه ڪرام هر وقت خطري ۾ رهندا هُئا ۽ هٿيار ساڻ رکندا هُئا. هڪڙي ڏينهن هڪ صحابي سڳوري فرمايو، ڪڏهن اهو ڏينهن به ٿيندو جو اسان کي امن حاصل ٿئي ۽ هٿيارن جي بار کان فارغ ٿيون. ان تي هي آيت نازل ٿي. ف١٢٦ ۽ ڪفر جي بجاءِ توهان جي فرمانروائي ٿيندي. حديث شريف ۾ آهي ته محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن فرمايو ته جنهن جنهن شيءِ تي رات ۽ ڏينهن گذريا آهن، انهن سڀني تي دين اسلام داخل ٿيندو. ف١٢٧ حضرت دائود ۽ سليمان وغيره نبين سڳورن کي ۽ جيئن ته مصر ۽ شام جي ظالم بادشاهن کي هلاڪ ڪري بني اسرائيل کي خلافت ڏنائين ۽ انهن ملڪن تي انهن کي مسلط ڪيائين. ف١٢٨ يعني دين اسلام کي سڀني دينن تي غالب فرمائيندو.

بَعْدِ خَوْفِهِمْ اَمْنًا ۭ يَعْبُدُوْنَنِيْ لَا يُشْرِكُوْنَ بِيْ شَيْـًٔا ۭ وَمَنْ كَفَرَ

پهريئين خوف کي امن سان مٽائي ڇڏيندو ف١٢٩ منهنجي عبادت ڪن ڪنهن کي به منهنجو شريڪ نه ٺاهن ۽ جيڪو ان کان پوءِ ناشڪري ڪري

بَعْدَ ذٰلِكَ فَاُولٰۗىِٕكَ هُمُ الْفٰسِقُوْنَ ؁ وَاَقِيْمُوا الصَّلٰوةَ وَاٰتُوا الزَّكٰوةَ

ته پوءِ اهي ئي فاسق (بي فرمان) آهن. ۽ نماز قائم رکو ۽ زکواة ادا ڪريو

وَاَطِيْعُوا الرَّسُوْلَ لَعَلَّكُمْ تُرْحَمُوْنَ ؁ لَا تَحْسَبَنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا

رسول جي فرمانبرداري ڪريو هن اميد تي ته توهان تي رحم ٿئي. هرگز گمان نه ڪر ڪافرن کي

مُعْجِزِيْنَ فِي الْاَرْضِ ۚ وَمَاْوٰىهُمُ النَّارُ ۭ وَلَبِئْسَ الْمَصِيْرُ ؀ يٰٓاَيُّهَا

جو اهي اسان جي قابو کان زمين ۾ ڪٿي نڪري وڃن ۽ انهن جي جاءِ دوزخ آهي ۽ ضرور ڪهڙي نه بُري جاءِ آهي موٽڻ جي.

الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لِيَسْتَاْذِنْكُمُ الَّذِيْنَ مَلَكَتْ اَيْمَانُكُمْ وَالَّذِيْنَ

اي ايمان وارؤ جڳائي ته توهان کان اجازت وٺن توهان جي هٿ جي ملڪيت غلام ف١٣٠ ۽ اهي جيڪي

لَمْ يَبْلُغُوا الْحُلُمَ مِنْكُمْ ثَلٰثَ مَرّٰتٍ ۭ مِنْ قَبْلِ صَلٰوةِ الْفَجْرِ

توهان مان جواني کي اڃا نه پهتا ف١٣١ ٽي وقت ف١٣٢ صبح جي نماز کان اڳي ف١٣٣

وَحِيْنَ تَضَعُوْنَ ثِيَابَكُمْ مِّنَ الظَّهِيْرَةِ وَمِنْۢ بَعْدِ صَلٰوةِ

۽ جڏهن توهان پنهنجا ڪپڙا لاهي رکو ٿا ٻن پهرن جو ف١٣٤ ۽ عشاء جي نماز کان پوءِ

الْعِشَاۗءِ ڛ ثَلٰثُ عَوْرٰتٍ لَّكُمْ ۭ لَيْسَ عَلَيْكُمْ وَلَا عَلَيْهِمْ جُنَاحٌۢ

ف١٣٥ اهي ٽيئي وقت توهان جي شرم جا آهن ف١٣٦ انهن ٽن وقتن کان پوءِ ڪو گناه نه آهي توهان تي ۽ نه انهن تي

بَعْدَهُنَّ ۭ طَوّٰفُوْنَ عَلَيْكُمْ بَعْضُكُمْ عَلٰي بَعْضٍ ۭ كَذٰلِكَ يُبَيِّنُ

ف١٣٧ اچ وڃ رکن ٿا توهان وٽ هڪ ٻئي وٽ ف١٣٨ الله ايئن بيان فرمائي ٿو توهان جي واسطي

اللّٰهُ لَكُمُ الْاٰيٰتِ ۭ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌ حَكِيْمٌ ؁ وَاِذَا بَلَغَ الْاَطْفَالُ مِنْكُمُ

آيتون ۽ الله علم ۽ حڪمت وارو آهي. ۽ جڏهن توهان مان ڇوڪرا ف١٣٩ جواني کي پهچي وڃن

الْحُلُمَ فَلْيَسْتَاْذِنُوْا كَمَا اسْتَاْذَنَ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ ۭ كَذٰلِكَ

ته پوءِ اهي به اجازت گهرن ف١٤٠ جيئن انهن جي اڳين ف١٤١ اجازت گهري الله ايئن بيان

يُبَيِّنُ اللّٰهُ لَكُمْ اٰيٰتِهٖ ۭ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌ حَكِيْمٌ ؁ وَالْقَوَاعِدُ مِنَ النِّسَاۗءِ

فرمائي ٿو توهان جي واسطي پنهنجون آيتون ۽ الله علم حڪمت وارو آهي. ۽ پوڙهيون گهر ويهندڙ عورتون ف١٤٢



ع ٧ / ١٣

ف١٢٩ اهڙي طرح اهو وعدو پورو ٿيو ۽ سرزمين عرب تان ڪافر مٽايا ويا. مسلمانن جو تسلط ٿيو اوڀر ۽ اولهه جا ملڪ الله تعالى انهن جي لاءِ فتح فرمايا. ڪسرى جا ملڪ ۽ خزانا انهن جي قبضي ۾ آيا ۽ دنيا تي انهن جو رعب ڇانئجي ويو. فائدو: هن آيت ۾ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالى عنه ۽ ان کان پوءِ ٿيڻ وارن خلفاءِ راشدين جي خلافت جو دليل آهي، ڇو ته انهن جي زماني ۾ وڏيون فتحون ٿيون ۽ ڪسرى وغيره بادشاهن جا خزانا مسلمانن جي قبضي ۾ آيا ۽ امن ۽ رتبو ۽ دين جو غلبو حاصل ٿيو. ترمذي ۽ ابوداؤد جي حديث ۾ آهي ته محبوب سيدِ عالم صلى الله تعالى عليه وآله وسلم جن فرمايو هو ته منهنجي کان پوءِ خلافت ٽيهه سال آهي. ان کان پوءِ بادشاهي ٿيندو ان جو تفصيل هي آهي ته حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالى عنه جي خلافت ٻه سال ٽي مهينا، حضرت عمر فاروق رضي الله تعالى عنه جي خلافت ڏهه سال ڇهه مهينا، حضرت عثمان رضي الله تعالى عنه جي خلافت ٻارهن سال ۽ حضرت علي المرتضى رضي الله تعالى عنه جي خلافت چار سال نو مهينا ۽ حضرت امام حسن رضي الله تعالى عنه جي خلافت ڇهه مهينا ٿي. (خازن).

ف١٣٠ ۽ ٻانهيون. شان نزول:- حضرت ابن عباس رضي الله تعالى عنهما کان روايت آهي محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالى عليه وآله وسلم جن هڪ انصاري غلام مدلج بن عمرو کي ٻپهري جي وقت حضرت عمر فاروق رضي الله تعالى عنه جي سڏڻ جي لاءِ موڪليو اهو غلام ايئن ئي حضرت عمر فاروق رضي الله تعالى عنه جي گهر ۾ هليو ويو. جڏهن ته حضرت عمر فاروق رضي الله تعالى عنه بي تڪلف پنهنجي دولت سراءِ ۾ تشريف رکي هئي. غلام جي اوچتي هلي اچڻ سان سندس دل ۾ خيال ٿيو ته جيڪر غلامن کي اجازت وٺي پوءِ گهرن ۾ داخل ٿيڻ جو حڪم هجي ها. ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي.

ف١٣١ ٻلڪ اڃا بالغ ٿيڻ جي ويجهو آهن. بالغ ٿيڻ جي عمر حضرت امام ابو حنيفه رضي الله تعالى عنه وٽ ڇوڪري جي لاءِ ارڙهن سال ۽ ڇوڪريءَ جي لاءِ سترهن سال ۽ عام عالمن وٽ ڇوڪري ۽ ڇوڪريءَ ٻنهي جي لاءِ پندرهن سال آهي (تفسير احمدي).

ف١٣٢ يعني انهن ٽنهي وقتن ۾ اجازت حاصل ڪن، جن جو بيان هن ئي آيت ۾ فرمايو وڃي ٿو.

ف١٣٣ جو اهو وقت آهي بسترن مان اٿڻ ۽ سمهڻ جو لباس لاهي سجاڳي جي ڪپڙن پهرڻ جو.

ف١٣٤ ڪاڏي کاڌڻ کان پوءِ سمهڻ جي لاءِ گوڏ ٻڌو وڃي ٿو.

ف١٣٥ جو اهو وقت آهي سجاڳي جي لباس لاهڻ ۽ ننڊ جي لباس پهرڻ جو.

ف١٣٦ جو انهن وقتن ۾ خلوت ۽ اڪيلائي ٿئي ٿي، بدن لڪائڻ جو گهڻو اهتمام نه ٿو ٿئي. ممڪن آهي جو بدن جو ڪو حصو کلي وڃي. جنهن جي ظاهر ٿيڻ سان شرم ايندو آهي. انهيءَ ڪري انهن وقتن ۾ غلام ۽ ٻار به اجازت کان سواءِ داخل نه ٿين ۽ انهن کان سواءِ جوان ماڻهو سڀني وقتن ۾ اجازت حاصل ڪن. ڪنهن وقت به اجازت کان سواءِ داخل نه ٿين (خازن وغيره). ف١٣٧ مسئلو: يعني انهن ٽنهي وقتن کان سواءِ ٻين وقتن ۾ غلام ۽ ٻار اجازت کان سواءِ داخل ٿي سگهن ٿا ڇو ته اهي. ف١٣٨ ڪم ۽ خدمت جي لاءِ ته پوءِ انهن تي هر وقت اجازت گهرڻ جو لازم هجڻ حرج جو سبب ٿيندو ۽ شريعت ۾ حرج دفع ڪيل آهي (مدارڪ). ف١٣٩ يعني آزاد. ف١٤٠ سڀني وقتن ۾. ف١٤١ انهن کان وڏن ماڻهن. ف١٤٢ جن جي عمر وڏيڪ ٿي چڪي ۽ اولاد جي قابل نه رهي ۽ پوڙهائپ جي سبب.

الّٰتِيْ لَا يَرْجُوْنَ نِكَاحًا فَلَيْسَ عَلَيْهِنَّ جُنَاحٌ اَنْ يَّضَعْنَ ثِيَابَهُنَّ

جن کي نڪاح جي خواهش نه آهي انهن تي ڪو گناهه نه آهي جو پنهنجا مٿيان ڪپڙا لاهي رکن جڏهن ته سينگار کي

غَيْرَ مُتَبَرِّجٰتٍۢ بِزِيْنَةٍ ؕ وَاَنْ يَّسْتَعْفِفْنَ خَيْرٌ لَّهُنَّ ؕ وَاللّٰهُ سَمِيْعٌ عَلِيْمٌ ﴿٦٠﴾

نه چمڪائين ف١۴٣ ۽ ان کان به بچڻ ف١۴۴ انهن جي واسطي وڌيڪ بهتر آهي ۽ الله ٻڌڻ وارو ڄاڻڻ وارو آهي.

لَيْسَ عَلَى الْاَعْمٰى حَرَجٌ وَّلَا عَلَى الْاَعْرَجِ حَرَجٌ وَّلَا عَلَى الْمَرِيْضِ

انڌي تي حرج نه آهي ف١۴٥ ۽ نه منڊي تي حرج

حَرَجٌ وَّلَا عَلٰٓى اَنْفُسِكُمْ اَنْ تَاْكُلُوْا مِنْۢ بُيُوْتِكُمْ اَوْ بُيُوْتِ اٰبَآئِكُمْ اَوْ

۽ نه بيمار تي تنگي ۽ نه توهان ماڻهن تي جو کائو پنهنجي اولاد جي گهر ف١۴٦ يا پنهنجي پيءُ

بُيُوْتِ اُمَّهٰتِكُمْ اَوْ بُيُوْتِ اِخْوَانِكُمْ اَوْ بُيُوْتِ اَخَوٰتِكُمْ اَوْ بُيُوْتِ

جي گهر يا پنهنجي ماءُ جي گهر يا پنهنجي ڀائرن جي گهر يا پنهنجي ڀينرن جي گهر يا پنهنجي

اَعْمَامِكُمْ اَوْ بُيُوْتِ عَمّٰتِكُمْ اَوْ بُيُوْتِ اَخْوَالِكُمْ اَوْ بُيُوْتِ خٰلٰتِكُمْ اَوْ مَا

چاچن جي گهر يا پنهنجي ڦڦين جي گهر يا پنهنجن مامن جي گهر يا پنهنجين ماسين جي گهر يا جتي

مَلَكْتُمْ مَّفَاتِحَهٗۤ اَوْ صَدِيْقِكُمْ ؕ لَيْسَ عَلَيْكُمْ جُنَاحٌ اَنْ تَاْكُلُوْا جَمِيْعًا

جون ڪنجيون توهان جي قبضي ۾ هجن ف١۴٧ يا پنهنجي دوست وٽ ف١۴٨ توهان تي ڪو حرج نه آهي جو گڏجي کائو يا جدا جدا

اَوْ اَشْتَاتًا ؕ فَاِذَا دَخَلْتُمْ بُيُوْتًا فَسَلِّمُوْا عَلٰٓى اَنْفُسِكُمْ تَحِيَّةً مِّنْ عِنْدِ

ف١۴٩ پوءِ جڏهن ڪنهن گهر ۾ وڃو ته پنهنجن کي سلام ڪيو ف١٥٠ ملاقات جي وقت جي چڱي دعا

اللّٰهِ مُبٰرَكَةً طَيِّبَةً ؕ كَذٰلِكَ يُبَيِّنُ اللّٰهُ لَكُمُ الْاٰيٰتِ لَعَلَّكُمْ تَعْقِلُوْنَ ﴿٦١﴾ ع٨

الله وٽان مبارڪ پاڪيزه الله ايئن بيان فرمائي ٿو توهان جي واسطي آيتون مَن توهان سمجهو.

اِنَّمَا الْمُؤْمِنُوْنَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا بِاللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ وَاِذَا كَانُوْا مَعَهٗ عَلٰٓى

ايمان وارا ته اهي آهن جن الله ۽ ان جي رسول تي يقين ڪيو ۽ جڏهن رسول وٽ ڪنهن اهڙي ڪم حاضر ٿيا هجن

اَمْرٍ جَامِعٍ لَّمْ يَذْهَبُوْا حَتّٰى يَسْتَاْذِنُوْهُ ؕ اِنَّ الَّذِيْنَ يَسْتَاْذِنُوْنَكَ

جنهن جي لاءِ گڏ ڪيا ويا هجن ف١٥١ ته نه وڃن ايتري تائين جو ان کان اجازت نه وٺن اهي جيڪي تو کان اجازت گهرن ٿا

اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ يُؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ ۚ فَاِذَا اسْتَاْذَنُوْكَ لِبَعْضِ

اهي ئي آهن جيڪي الله ۽ الله جي رسول تي ايمان رکن ٿا ف١٥٢ پوءِ اهي جڏهن تو کان اجازت گهرن پنهنجي ڪنهن ڪم جي واسطي



ف١۴٣ ۽ وار، سينو ۽ پنيون وغيره نه کولن.

ف١۴۴ مٿين ڪپڙن جو اوڍڻ.

شانِ نزول: ف١۴٥ سعيد بن مسيب رضي الله تعالیٰ عنه کان روايت آهي ته صحابه ڪرام محبوب رسول ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن سان گڏ جهاد تي ويندا هئا ته پنهنجن گهرن جون چاٻيون نابين، بيمارن ۽ لولن لنگڙن کي ڏيئي ويندا هئا، جيڪي انهن عذرن جي ڪري جهاد ۾ نه ويندا هئا ۽ انهن کي اجازت ڏيندا هئا ته انهن جي گهرن مان کائڻ جون شيون کڻي کائن، مگر اهي ان کي پسند نه ڪندا هئا، هن خيال کان ته شايد اهو انهن کي دل مان پسند نه هجي. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ انهن کي ان جي اجازت ڏني وئي ۽ هڪ قول هي آهي ته انڌا، لولا، لنگڙا ۽ بيمار ماڻهو تندرستن سان گڏ کائڻ کان بچندا هئا ته ڪٿي ڪنهن کي نفرت نه ٿئي. هن آيت ۾ انهن کي اجازت ڏني وئي ۽ هڪ قول هي آهي ته جڏهن انڌا، نابين، لولا لنگڙا ڪنهن مسلمان وٽ ويندا هئا ۽ ان وٽ انهن جي کارائڻ لاءِ ڪجهه نه هوندو هو ته اهو انهن کي ڪنهن رشتيدار وٽ کارائڻ لاءِ وٺي ويندو هو. اها ڳالهه انهن کي ناپسند هوندي هئي. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ انهن کي ٻڌايو ويو ته ان ۾ ڪو حرج نه آهي.

ف١۴٦ ڇو ته اولاد جو گهر پنهنجو ئي گهر آهي. حديث شريف ۾ آهي ته محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو تون ۽ تنهنجو مال تنهنجي پيءُ جو آهي، اهڙي طرح مڙس جي لاءِ گهرواري جو ۽ زال جي لاءِ مڙس جو گهر پنهنجو ئي گهر آهي.

ف١۴٧ حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته هن مان مراد ماڻهو جو وڪيل ۽ ان جو مهتمم آهي.

ف١۴٨ معنیٰ هي آهي ته انهن سڀني ماڻهن جي گهر ۾ کائڻ جائز آهي توڙي اهي موجود هجن يا نه هجن، جڏهن نه معلوم هجي ته اهي ان کان راضي آهن. سلف جو ته اهو حال هو، جو ماڻهو پنهنجي دوست جي گهر ان جي غير حاضري ۾ پهچندو هو ته ان جي ٻانهي کان ان جو ٿيلهو گهرندو هو ۽ جيڪو گهرندو هو، ان مان کڻندو هو. جڏهن اهو دوست گهر ايندو هو ۽ ٻانهي ان کي خبر ڪندي هئي ته ان خوشي ۾ اهو ٻانهيءَ کي آزاد ڪري ڇڏيندو هو. مگر هن زماني ۾ اهڙي سخاوت ڪٿي؟ سو ته هن ڪري اجازت کان سواءِ کائڻ نه گهرجي (مدارڪ ۽ جلالين).

ف١۴٩ شانِ نزول:- بني ليث بن عمرو قبيلي جا ماڻهو مهمان کان سواءِ اڪيلو کاڌو نه کائيندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن مهمان نه ملندو هو ته صبح کان شام تائين کائڻ لاءِ ويهي رهندا هئا. انهن جي حق ۾ هيءَ آيت نازل ٿي.

ف١٥٠ مسئلو:- جڏهن ماڻهو پنهنجي گهر ۾ داخل ٿئي ته هن پنهنجي اهل کي سلام ڪري ۽ انهن ماڻهن کي، جيڪي گهر ۾ هجن، بشرطيڪ انهن جي دين ۾ خلل نه هجي (خازن). مسئلو: جيڪڏهن خالي گهر ۾ داخل ٿئي، جتي ڪو به نه آهي ته چوي اَلسَّلَامُ عَلَى النَّبِيِّ وَرَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى وَبَرَكَاتُهٗ اَلسَّلَامُ عَلَيْنَا وَعَلٰى عِبَادِ اللّٰهِ الصّٰلِحِيْنَ، اَلسَّلَامُ عَلٰٓى اَهْلِ الْبَيْتِ وَرَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى وَبَرَكَاتُهٗ. حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته مڪان مان هتي مسجدون مراد آهن. نخعيءَ چيو ته جڏهن مسجد ۾ ڪو به نه هجي ته چئي اَلسَّلَامُ عَلٰى رَسُوْلِ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمَ (شفا شريف) ملا علي قاري رحمة الله تعالیٰ عليه، شرح شفا ۾ لکيو آهي ته خالي مڪان ۾ محبوب سرور ڪونين صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن تي سلام عرض ڪرڻ جو سبب هي آهي ته اهلِ اسلام جي گهرن ۾ روح اقدس جلوه افروز هوندو آهي. ف١٥١ جيئن ته جهاد، جنگ جي تدبير، جمعه، عيدين ۽ مشورو ۽ هر اجتماع، جيڪو الله تعالیٰ جي لاءِ هجي. ف١٥٢ انهن جي اجازت گهرڻ فرمانبرداري جو نشان ۽ ايمان جي صحت جو دليل آهي.

شَاْنِهِمْ فَاْذَنْ لِّمَنْ شِئْتَ مِنْهُمْ وَاسْتَغْفِرْ لَهُمُ اللّٰهَ ۭ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ

پوءِ انهن مان جنهن کي تون گهرين اجازت ڏيئي ڇڏ ۽ انهن جي واسطي الله کان معافي گهُر ف١٥٣ بيشڪ الله

رَّحِيْمٌ ﴿٦٢﴾ لَا تَجْعَلُوْا دُعَاۗءَ الرَّسُوْلِ بَيْنَكُمْ كَدُعَاۗءِ بَعْضِكُمْ بَعْضًا ۭ قَدْ

بخشڻهار مهربان آهي. رسول جي سڏڻ کي پاڻ ۾ اِئين ڏٺايو جيئن تو هان ماڻهو هڪ ٻئي کي سڏي ٿو ف١٥٤ بيشڪ الله

يَعْلَمُ اللّٰهُ الَّذِيْنَ يَتَسَلَّلُوْنَ مِنْكُمْ لِوَاذًا ۚ فَلْيَحْذَرِ الَّذِيْنَ يُخَالِفُوْنَ

ڄاڻي ٿو جيڪي توهان مان کسڪي نڪري وڃن ٿا ڪنهن شيءِ جي آڙ وٺي ف١٥٥ پوءِ ڊڄڻ گهرجي انهن کي

عَنْ اَمْرِهٖٓ اَنْ تُصِيْبَهُمْ فِتْنَةٌ اَوْ يُصِيْبَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿٦٣﴾ اَلَآ اِنَّ لِلّٰهِ مَا

جيڪي رسول جي حڪم جي ابتڙ ڪن ٿا متان انهن کي ڪا آزمائش پهچي ف١٥٦ يا انهن کي دردناڪ عذاب پهچي ف١٥٧ ٻڌو بيشڪ الله جو ئي

فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۭ قَدْ يَعْلَمُ مَآ اَنْتُمْ عَلَيْهِ ۭ وَيَوْمَ يُرْجَعُوْنَ

آهي جو ڪجهه آسمانن ۽ زمين ۾ آهي بيشڪ اهو ڄاڻي ٿو جنهن حال تي توهان آهيو ف١٥٨ ۽ ان ڏينهن کي جنهن ۾ ان جي طرف موٽايا

اِلَيْهِ فَيُنَبِّئُهُمْ بِمَا عَمِلُوْا ۭ وَاللّٰهُ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمٌ ﴿٦٤﴾

ويندا ف١٥٩ پوءِ اهو انهن کي ٻڌائيندو جو ڪجهه انهن ڪيو ۽ الله سڀ ڪجهه ڄاڻي ٿو. ف١٦٠

ع ٩ / ٣ / ١٥

سُوْرَةُ الْفُرْقَانِ ٢٥ مَكِّيَّةٌ ٤٢ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ — اٰيَاتُهَا ٧٧ رُكُوْعَاتُهَا ٦

سورة الفرقان مڪي آهي ان ۾ :: الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١ ستهتر آيتون ۽ ڇهه رڪوع آهن

تَبٰرَكَ الَّذِيْ نَزَّلَ الْفُرْقَانَ عَلٰي عَبْدِهٖ لِيَكُوْنَ لِلْعٰلَمِيْنَ نَذِيْرَاۨ ﴿١﴾

وڏي برڪت وارو آهي اهو جنهن نازل ڪيو قرآن پنهنجي ٻانهي تي ف٢ جيئن سموري جهان کي ڊيڄاريندڙ هجي ف٣

الَّذِيْ لَهٗ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَلَمْ يَتَّخِذْ وَلَدًا وَّلَمْ يَكُنْ لَّهٗ

اهو جنهن جي واسطي آسمانن ۽ زمين جي بادشاهي آهي ۽ ان اختيار نه فرمايو اولاد کي ف٤ ۽ سندس بادشاهي ۾

شَرِيْكٌ فِي الْمُلْكِ وَخَلَقَ كُلَّ شَيْءٍ فَقَدَّرَهٗ تَقْدِيْرًا ﴿٢﴾ وَاتَّخَذُوْا

ڪو به شريڪ نه آهي ف٥ ان هر شيءِ پيدا ڪري نيڪ اندازي تي رکي

مِنْ دُوْنِهٖٓ اٰلِهَةً لَّا يَخْلُقُوْنَ شَيْـــًٔا وَّهُمْ يُخْلَقُوْنَ وَلَا يَمْلِكُوْنَ

۽ ماڻهن ان کان سواءِ ٻيا خدا ناهي ورتا ف٦ جو اهي ڪا به شيءِ پيدا نه ٿا ڪن ۽ پاڻ پيدا ڪيا ويا آهن

لِاَنْفُسِهِمْ ضَرًّا وَّلَا نَفْعًا وَّلَا يَمْلِكُوْنَ مَوْتًا وَّلَا حَيٰوةً

۽ پاڻ پنهنجي ذات جي نفعي نقصان جا مالڪ نه آهن ۽ نه مرڻ جو اختيار رکن ٿا ۽ نه جيئڻ جو ۽ نه ئي

منزل ٤

ف١٥٣ هن مان معلوم ٿيو ته افضل هي آهي ته حاضر رهن ۽ اجازت نه گهرن.
مسئلو:- امامن ۽ ديني اڳواڻن جي مجلس مان به اجازت کان سواءِ نه وڃڻ گهرجي.
(مدارڪ)

ف١٥٤ جو ته جنهن کي محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن سڏين، تنهن تي قبول ڪرڻ ۽ تعميل ڪرڻ واجب ٿي وڃي ٿو. ۽ ادب جي ڪري حاضر ٿيڻ لازم ٿئي ٿو ۽ ويجهي حاضر ٿيڻ لاءِ اجازت گهري ۽ اجازت سان ئي واپس ٿئي ۽ مفسرن هڪ معنىٰ هي بيان فرمائي آهي ته محبوب رسول عربي صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن کي ندا ڪري ته ادب ونڪريم ۽ توقير وتعظيم سان، سندن معظم لقبن سان، نرم آواز سان نوڙت ۽ انڪساري جي لهجي ۾ يَا نَبِيَّ اللّٰهِ يَا حَبِيْبَ اللّٰهِ چئي ڪري.

ف١٥٥ شان نزول:- منافقن تي جمعي جي ڏينهن مسجد ۾ ويهي ڪري محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي خطبي جو ٻڌڻ ٻرو لڳندو هو، سو چاڪندا هئا جو چپندي چپندي، آهستي آهستي صحابه ڪرام جي آڙ وٺي سُرڪندي سرڪندي مسجد مان نڪري ويندا هئا. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي.

ف١٥٦ دنيا ۾ تڪليف يا قتل يا زلزلا يا ٻيا خطرناڪ حادثا يا ظالم بادشاهه جو مسلط ٿيڻ يا دل جو سخت ٿي ڪري معرفت الاهي کان محروم رهڻ.

ف١٥٧ آخرت ۾.

ف١٥٨ ايمان تي يا نفاق تي.

ف١٥٩ جزا جي لاءِ ۽ اهو ڏينهن قيامت جو ڏينهن آهي.

ف١٦٠ ان کان ڪجهه به لڪل نه آهي.

ف١ سُوْرَةُ فُرْقَانْ مڪي آهي، هن ۾ ڇهه رڪوع، ستهتر آيتون، اٺ سو ٻيانوي ڪلما ۽ ٽي هزار ست سو ٽي حرف آهن.

ف٢ يعني محبوب سيد الانبياء محمد مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن تي.

ف٣ هن ۾ حضور پرنور محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي عام رسالت جو بيان آهي ته پاڻ سڳورا ساري خلق جي طرف رسول بڻائي موڪليا ويا آهن. جن هجن يا بشر يا ملائڪ يا ٻي ڪا مخلوق. سڀ سندن امتي آهن؛ ڇو ته عالم ماسوى الله تعالىٰ کي چون ٿا. ان ۾ هي سڀ داخل آهن. ملائڪن کي ان مان خارج ڪرڻ، جيئن ته جلالين ۾ شيخ محلي کان ۽ ڪبير ۾ امام رازي کان ۽ شعب الايمان ۾ بيهقي کان صادر ٿيو، بي دليل آهي ۽ غير ثابت اجماع جي دعوىٰ جهڙي طرح امام سبڪي، بارزي، ابن حزم ۽ سيوطي ان جو پيڇو ڪيو ۽ خود رازي کي تسليم آهي ته عالم ماسوى الله تعالىٰ کي چون ٿا، پوءِ اهو سموري خلق کي شامل آهي. ملائڪن کي ان مان خارج ڪرڻ تي ڪو دليل نه آهي هن کان سواءِ مسلم شريف جي حديث ۾ آهي اُرْسِلْتُ اِلَى الْخَلْقِ كَآفَّةً يعني مان سموري خلق جي طرف رسول ڪري موڪليو ويس. علامه علي قاري مرقات ۾ ان جي شرح ۾ فرمايو يعني سموري موجودات جي طرف جن هجن يا انسان يا ملائڪ يا حيوان يا جمادات. هن مسئلي جي پوري صفائي ۽ تحقيق، شرح ۽ تفصيل سان ڳالهه امام قسطلاني جي ڪتاب مواهب لدنيه ۾ آهي. ف٤ هن ۾ يهودين ۽ نصارن جو رد آهي، جيڪي حضرت عزير ۽ عيسىٰ عليه السلام کي خدا جا پٽ چون ٿا. معاذالله. ف٥ هن ۾ بت پرستن جو رد آهي، جيڪي بتن کي خدا جو شريڪ سمجهن ٿا. ف٦ يعني بت پرست بتن کي خدا ٿا سڏين جيڪي اهڙا عاجز ۽ بي قدرت آهن.

وَّلَا نُشُوْرًا ﴿۳﴾ وَقَالَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْٓا اِنْ هٰذَآ اِلَّآ اِفْكُ اِۨفْتَرٰىهُ

اٿڻ جو ۽ ڪافرن چيو ته هيءُ ته نه آهي مگر بهتان جيڪو ان گهڙيو آهي و۷ ۽ ان تي

وَاَعَانَهٗ عَلَيْهِ قَوْمٌ اٰخَرُوْنَ ۚۛ فَقَدْ جَآءُوْ ظُلْمًا وَّزُوْرًا ﴿۴﴾ وَ

ٻين ماڻهن و۹ ان جي مدد ڪئي آهي بيشڪ اهي و۱۰ ظلم ۽ ڪوڙ تي آيا ۽ چيائون

قَالُوْٓا اَسَاطِيْرُ الْاَوَّلِيْنَ اكْتَتَبَهَا فَهِيَ تُمْلٰى عَلَيْهِ بُكْرَةً وَّ

و۱۱ هي اڳين جون ڪهاڻيون آهن جيڪي ان و۱۲ لکي ورتيون آهن. پوءِ اهي ان تي صبح ۽ شام

اَصِيْلًا ﴿۵﴾ قُلْ اَنْزَلَهُ الَّذِيْ يَعْلَمُ السِّرَّ فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ

پڙهيون وڃن ٿيون. تون فرماءِ ان کي انهيءَ نازل ڪيو آهي جيڪو آسمان ۽ زمين جي هر ڳالهه ڄاڻي ٿو و۱۳

اِنَّهٗ كَانَ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا ﴿۶﴾ وَقَالُوْا مَالِ هٰذَا الرَّسُوْلِ يَاْكُلُ

بيشڪ اهو بخشيندڙ مهربان آهي. و۱۴ ۽ چيائون و۱۵ ان رسول کي ڇا ٿيو آهي، ماني کائي ٿو

الطَّعَامَ وَيَمْشِيْ فِي الْاَسْوَاقِ ؕ لَوْلَآ اُنْزِلَ اِلَيْهِ مَلَكٌ فَيَكُوْنَ

۽ بازارن ۾ گهمي ڦري ٿو و۱۶ ڇو نه لاٿو ويو ان سان گڏ ڪو ملائڪ جيڪو ان سان گڏ

مَعَهٗ نَذِيْرًا ﴿۷﴾ اَوْ يُلْقٰٓى اِلَيْهِ كَنْزٌ اَوْ تَكُوْنُ لَهٗ جَنَّةٌ يَّاْكُلُ مِنْهَا ؕ وَ

ڊيڄاريندڙ هجي ها. و۱۷ يا غيب کان ان کي ڪو خزانو ملي وڃي ها يا ان جو ڪو باغ هجي ها جنهن مان کائي ها و۱۸

قَالَ الظّٰلِمُوْنَ اِنْ تَتَّبِعُوْنَ اِلَّا رَجُلًا مَّسْحُوْرًا ﴿۸﴾ اُنْظُرْ كَيْفَ

۽ ظالمن چيو و۱۹ توهان ته پيروي نه ٿا ڪريو مگر هڪ اهڙي ماڻهوءَ جي جنهن تي جادو ڪيل هجي و۲۰ اي محبوب ڏس

ضَرَبُوْا لَكَ الْاَمْثَالَ فَضَلُّوْا فَلَا يَسْتَطِيْعُوْنَ سَبِيْلًا ﴿۹﴾ تَبٰرَكَ الَّذِيْٓ

تنهنجي واسطي ڪهڙا مثال ٿا ڏين پوءِ گمراهه ٿيا جيڪي هاڻي ڪا به راهه نه ٿا لهن. وڏي برڪت وارو آهي اهو

اِنْ شَآءَ جَعَلَ لَكَ خَيْرًا مِّنْ ذٰلِكَ جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا

جو جيڪڏهن گهري ته توهان جي واسطي گهڻو بهتر ڪري ڇڏي و۲۱ باغ جن جي هيٺان نهرون وهن ۽

الْاَنْهٰرُ ۙ وَيَجْعَلْ لَّكَ قُصُوْرًا ﴿۱۰﴾ بَلْ كَذَّبُوْا بِالسَّاعَةِ ۠ وَاَعْتَدْنَا لِمَنْ

توهان جي واسطي بلند ماڙيون ڪندو. بلڪ هي ته قيامت کي ڪوڙو چوندا آهن ۽ جيڪو قيامت کي ڪوڙو سمجهي ان جي واسطي

كَذَّبَ بِالسَّاعَةِ سَعِيْرًا ﴿۱۱﴾ ۚ اِذَا رَاَتْهُمْ مِّنْ مَّكَانٍۭ بَعِيْدٍ سَمِعُوْا لَهَا

تيار ڪري رکي آهي ٻرندڙ باهه. جڏهن اها انهن کي پري کان ڏسندي و۲۲ ته ٻڌندا ان جو جوش

و۷ يعني نضر بن حارث ۽ سندس ساٿين قرآن ڪريم جي متعلق ته.

و۸ يعني محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن.

و۹ ٻين ماڻهن مان نضر بن حارث جي مراد يهودي هئا ۽ عداس ۽ يسار وغيره ڪتابي.

و۱۰ نضر بن حارث وغيره مشرڪ، جيڪي اها بيهوده ڳالهه چوڻ وارا هئا.

و۱۱ انهن يعني مشرڪن قرآن ڪريم جي متعلق ته هي رستم ۽ اسفنديار وغيره جي قصن وانگر.

و۱۲ يعني محبوب سيد الڪونين صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن.

و۱۳ يعني قرآن ڪريم غيبي علمن تي مشتمل آهي. هي چٽو دليل آهي ان جو ته اهو حضرت علام الغيوب جي طرف کان آهي.

و۱۴ انهيءَ ڪري ڪافرن کي مهلت ڏئي ٿو ۽ عذاب ۾ جلدي نه ٿو فرمائي.

و۱۵ قريش ڪافرن.

و۱۶ هن مان انهن جي مراد هيءَ هئي ته پاڻ سڳورا نبي هجن ها ته نه کائن ها نه بازارن ۾ گهمن ها ۽ هي به نه هجي ها.

و۱۷ ۽ سندن تصديق ڪري ها ۽ سندن نبوت جي شاهدي ڏئي ها.

و۱۸ مالدارن وانگر.

و۱۹ مسلمانن کي.

و۲۰ ۽ معاذ الله، ان جو عقل جاءِ تي نه رهيو. اهڙيون قسم قسم جون بيهوده ڳالهيون انهن بڪيون.

و۲۱ يعني جلدي توهان کي ان خزاني ۽ باغ کان بهتر عطا فرمائي، جيڪو اهي ڪافر چون ٿا.

و۲۲ هڪ سال جي مفاصلي کان يعني قوم آهن ۽ باهه جو ڏسڻ ڪجهه پري نه آهي، الله تعالىٰ گهري ته ان کي زندگي، عقل ۽ ديدار عطا فرمائي ۽ ڪن مفسرن فرمايو ته مراد جهنم جي ملائڪن جو ڏسڻ آهي.

ع ۹ / ۱۶

معانقة ۱

تَغَيُّظًا وَّزَفِيرًا ﴿١٢﴾ وَإِذَآ أُلْقُوا مِنْهَا مَكَانًا ضَيِّقًا مُّقَرَّنِينَ دَعَوْا هُنَالِكَ

۽ گجگوڙ. ۽ جڏهن ان جي ڪنهن سوڙهي جاءِ ۾ سٽيا ويندا ف٢٣ زنجيرن ۾ جڪڙيل ف٢٤ تہ اتي موت گهرندا.

ثُبُورًا ﴿١٣﴾ لَا تَدْعُوا الْيَوْمَ ثُبُورًا وَّاحِدًا وَّادْعُوا ثُبُورًا كَثِيرًا ﴿١٤﴾ قُلْ

ف٢٥ فرمايو ويندو اڄ هڪڙو موت نہ گهرو ۽ گهڻيئي موت گهرو. ف٢٦ تون فرماءِ ف٢٧ ڇا اهو ڀلو آهي

أَذَٰلِكَ خَيْرٌ أَمْ جَنَّةُ الْخُلْدِ الَّتِي وُعِدَ الْمُتَّقُونَ ۚ كَانَتْ لَهُمْ جَزَآءً

يا هميشه وارو باغ جنهن جو واعدو پرهيزگارن سان ڪيو ويو آهي سو انهن جو انعام ۽ انجام آهي.

وَّمَصِيرًا ﴿١٥﴾ لَهُمْ فِيهَا مَا يَشَآءُونَ خَالِدِينَ ۚ كَانَ عَلَىٰ رَبِّكَ وَعْدًا

انهن جي واسطي اتي دل گهريون مرادون آهن جن ۾ سدائين رهندا، توهان جي رب جي ذمي واعدو آهي گهريل ف٢٨

مَّسْئُولًا ﴿١٦﴾ وَيَوْمَ يَحْشُرُهُمْ وَمَا يَعْبُدُونَ مِن دُونِ اللَّهِ فَيَقُولُ

۽ جنهن ڏينهن گڏ ڪندو انهن کي ف٢٩ ۽ جن کي الله کان سواءِ پوڄيندا آهن ف٣٠ پوءِ انهن معبودن کي فرمائيندو

ءَأَنتُمْ أَضْلَلْتُمْ عِبَادِي هَٰٓؤُلَآءِ أَمْ هُمْ ضَلُّوا السَّبِيلَ ﴿١٧﴾ قَالُوا سُبْحَانَكَ

ڇا توهان گمراهہ ڪيو هو منهنجي بانهن کي يا هي پاڻ رستو ڀُلي ويا ف٣١ اهي عرض ڪندا پاڪائي آهي

مَا كَانَ يَنۢبَغِي لَنَآ أَن نَّتَّخِذَ مِن دُونِكَ مِنْ أَوْلِيَآءَ وَلَٰكِن مَّتَّعْتَهُمْ

تنهنجي ف٣٢ اسان کي لائق نہ هو جو توکان سواءِ ڪنهن ٻئي کي مولا بڻايون ف٣٣ پر تون انهن کي ۽ انهن جي ابن ڏاڏن

وَآبَآءَهُمْ حَتَّىٰ نَسُوا الذِّكْرَ وَكَانُوا قَوْمًا بُورًا ﴿١٨﴾ فَقَدْ كَذَّبُوكُم بِمَا

کي نفعو ڏنو ف٣٤ ايتري تائين جو هي تنهنجي ياد گيري وساري ويٺا ۽ اهي ماڻهو هئا ئي هلاڪ ٿيڻ وارا ف٣٥ پوءِ هاڻي توهان

تَقُولُونَ فَمَا تَسْتَطِيعُونَ صَرْفًا وَلَا نَصْرًا ۚ وَمَن يَظْلِم مِّنكُمْ

جي ڳالهين کي توهان جي معبودن ڪوڙو ٺاهيو پوءِ نہ تہ توهان عذاب ڦيرائي سگهندؤ ۽ نہ پنهنجي مدد ڪري سگهندؤ

نُذِقْهُ عَذَابًا كَبِيرًا ﴿١٩﴾ وَمَآ أَرْسَلْنَا قَبْلَكَ مِنَ الْمُرْسَلِينَ إِلَّآ

۽ توهان مان جيڪو ظالم آهي اسان ان کي وڏو عذاب چکائينداسين. ۽ اسان توکان اڳ ۾ جيترا به

إِنَّهُمْ لَيَأْكُلُونَ الطَّعَامَ وَيَمْشُونَ فِي الْأَسْوَاقِ ۗ وَجَعَلْنَا

رسول موڪليا سمورا اهڙائي هئا ماني کائيندا هئا ۽ بازارن ۾ هلندا هئا ف٣٦ ۽ اسان توهان مان هڪڙن

بَعْضَكُمْ لِبَعْضٍ فِتْنَةً أَتَصْبِرُونَ ۗ وَكَانَ رَبُّكَ بَصِيرًا ﴿٢٠﴾ ع

کي ٻين جي واسطي آزمائش بڻايو آهي ف٣٧ ۽ اي انسانو! ڇا توهان صبر ڪندؤ ف٣٨ ۽ اي محبوب! تنهنجو رب ڏسي ٿو. ف٣٩



ف٢٣ جيڪا نهايت مصيبت ۽ بي چيني پيدا ڪرڻ واري هجي.

ف٢٤ هن طرح تہ انهن جا هٿ ڪنڌن سان ملائي ٻڌا ويا هجن يا هن طرح تہ هر هڪ ڪافر پنهنجي پنهنجي شيطان سان گڏ زنجيرن ۾ جڪڙيل هجي.

ف٢٥ ۽ وا ثبوراه وا ثبوراه جو شور مچائيندا هن معنيٰ سان تہ افسوس هاءِ اي موت اچ. حديث شريف ۾ آهي تہ پهرين جنهن شخص کي باهہ جو لباس پهرايو ويندو سو ابليس آهي ۽ ان جي اولاد ان جي پويان هوندي ۽ اهي سڀ موت موت پڪاريندا هوندا، انهن کي.

ف٢٦ ڇو تہ توهان نمونی نمونی جي عذابن ۾ گرفتار ڪيا ويندؤ.

ف٢٧ عذاب ۽ جهنم جا خوف، جن جو ذڪر ڪيو ويو.

ف٢٨ يعني گهرڻ جي لائق يا اهو جيڪو مؤمنن دنيا ۾ هي عرض ڪري گهريو رَبَّنَا اٰتِنَا فِي الدُّنْيَا حَسَنَةً وَّ فِي الْاٰخِرَةِ حَسَنَةً يا هي عرض ڪري رَبَّنَا وَاٰتِنَا مَا وَعَدْتَّنَا عَلٰى رُسُلِكَ.

ف٢٩ يعني مُشرڪن کي.

ف٣٠ يعني انهن جي باطل معبودن کي، توڙي عقل وارا هجن يا غير عقل وارا. ڪلبيءَ چيو تہ انهن معبودن مان بُت مُراد آهن، انهن کي الله تعاليٰ ڳالهائڻ جي طاقت ڏيندو.

ف٣١ الله تعاليٰ حال جي حقيقت جو ڄاڻڻ وارو آهي، ان کان ڪجهہ بہ لڪل نہ آهي. هي سوال مُشرڪن کي ذليل ڪرڻ جي لاءِ آهي تہ سندن معبود کين ڪوڙو ڪن تہ سندن حسرت ۽ ذلت اجاوڌيڪ ٿئي.

ف٣٢ هن ڳالهہ کان، جو ڪو تنهنجو شريڪ ٿئي.

ف٣٣ تہ پوءِ ڇا اسان ٻين کي تنهنجي غير جي معبود بڻائڻ جو حڪم ڏيئي سگهندا هئاسين، اسان تنهنجا ٻانها آهيون.

ف٣٤ ۽ انهن کي مال، اولاد، وڏيون عمريون، صحت ۽ سلامتي عطا ڪيون.

ف٣٥ بد بخت هن کان پوءِ ڪافرن کي فرمايو ويندو.

ف٣٦ هي ڪافرن جي ان طعني جو جواب آهي، جيڪو انهن محبوب سيد عالم صلى الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن تي ڪيو هو تہ اهي بازارن ۾ گهمن ٿا، کاڌو کائن ٿا، هتي ٻڌايو ويو تہ اهي امور نبوت جا منافي نہ آهن، بلڪ اهي سمورن نبين سڳورن جي دائمي عادت هئي. انهي ڪري اهو طعنو محض جهالت ۽ دُشمني آهي.

ع ٢ / ١١ / ١٧

ف٣٧ شان نزول:- شريف جڏهن اسلام آڻڻ جو ارادو ڪندا هئا، تہ ڏهن غريبن کي ڏسي هي خيال ڪندا هئا تہ هي اسان کان اڳ اسلام آڻي چڪا، انهن کي اسان تي هڪ فضيلت رهندي. انهي خيال کان اهي اسلام کان پري رهندا هئا ۽ شريفن جي لاءِ غريب آزمائش بڻجي ويندا هئا ۽ هڪ قول هي آهي تہ هيءَ آيت ابوجهل، وليد بن عقبہ، عاص بن وائل سهمي ۽ نضر بن حارث جي حق ۾ نازل ٿي. انهن حضرت ابوذر، ابن مسعود، عمار بن ياسر، بلال، صهيب ۽ عامر بن فهيره کي ڏٺو تہ اڳي ئي اسلام آڻي چڪا آهن تہ ڏهن غرور سان چيائون تہ اسان بہ ايمان آڻينداسون تہ انهن جهڙا ٿي وينداسون پوءِ اسان ۾ ۽ انهن ۾ ڇا فرق رهندو؟ ۽ هڪ قول هي بہ آهي تہ هيءَ آيت فقير مسلمانن جي آزمائش ۾ نازل ٿي، جن تي قريش ڪافر ٺٺولي ڪندا هئا ۽ چوندا هئا تہ محبوب سيد عالم صلى الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جو اتباع ڪرڻ وارا هي ماڻهو آهن جيڪي اسان جا غلام ۽ ڪمينا آهن. الله تعاليٰ هيءَ آيت نازل ڪري انهن مؤمنن کي فرمايو (خازن). ف٣٨ ان فقيري ۽ سختي تي ڪافرن جي ان بدگوئي تي. ف٣٩ ان کي، جيڪو صبر ڪري ۽ ان کي، جيڪو بي صبري ڪري.

**وَقَالَ الَّذِيْنَ لَا يَرْجُوْنَ لِقَآءَنَا لَوْلَآ اُنْزِلَ عَلَيْنَا الْمَلٰٓئِكَةُ**

۽ چيو انهن جيڪي ف۴٠ اسان جي ملڻ جي اميد نه ٿا رکن ، اسان تي ملائڪ ڇو نه لاٿا ويا ف۴١

اَوْ نَرٰى رَبَّنَا ؕ لَقَدِ اسْتَكْبَرُوْا فِيْٓ اَنْفُسِهِمْ وَعَتَوْ عُتُوًّا كَبِيْرًا ﴿٢١﴾

يا اسان پنهنجي رب کي ڏسون ها ف۴٢ بيشڪ پنهنجي دل ۾ گهڻيئي وڏائي ڪيائون ۽ وڏي سرڪشي تي لهي آيا. ف۴٣

يَوْمَ يَرَوْنَ الْمَلٰٓئِكَةَ لَا بُشْرٰى يَوْمَئِذٍ لِّلْمُجْرِمِيْنَ وَيَقُوْلُوْنَ

جنهن ڏينهن ملائڪن کي ڏسندا ف۴۴ اهو ڏينهن مجرمن جي واسطي خوشي جو نه هوندو ف۴٥ ۽ چوندا الٰهي اسان ۽ انهن ۾

حِجْرًا مَّحْجُوْرًا ﴿٢٢﴾ وَقَدِمْنَآ اِلٰى مَا عَمِلُوْا مِنْ عَمَلٍ فَجَعَلْنٰهُ

ڪا آڙ ڪري ڇڏ رڪاوٽ واري ف۴٦ ۽ جو ڪجھ انهن ڪم ڪيا هئا ف۴٧ اسان اراد و فرمائي انهن کي ذرڙجي

هَبَآءً مَّنْثُوْرًا ﴿٢٣﴾ اَصْحٰبُ الْجَنَّةِ يَوْمَئِذٍ خَيْرٌ مُّسْتَقَرًّا وَّاَحْسَنُ

سنهن ذرن وانگر پکيڙي ڇڏيو ف۴٨ جنت وارا ان ڏينهن چڱي جاءِ ف۴٩ ۽ حساب جي پڄڻ کان پوءِ آرام جي سٺي

مَقِيْلًا ﴿٢٤﴾ وَيَوْمَ تَشَقَّقُ السَّمَآءُ بِالْغَمَامِ وَنُزِّلَ الْمَلٰٓئِكَةُ تَنْزِيْلًا ﴿٢٥﴾

جاءِ تي هوندا . ۽ جنهن ڏينهن ڦاٽي پوندو آسمان ڪڪرن کان ۽ ملائڪ لاٿا ويندا پوري طرح ف٥٠

اَلْمُلْكُ يَوْمَئِذِ ن الْحَقُّ لِلرَّحْمٰنِ ؕ وَكَانَ يَوْمًا عَلَى الْكٰفِرِيْنَ

ان ڏينهن سچي بادشاهي رحمٰن جي آهي ۽ اهو ڏينهن ڪافرن تي سخت آهي ف٥١

عَسِيْرًا ﴿٢٦﴾ وَيَوْمَ يَعَضُّ الظَّالِمُ عَلٰى يَدَيْهِ يَقُوْلُ يٰلَيْتَنِى اتَّخَذْتُ

۽ جنهن ڏينهن ظالم پنهنجا هٿ وري وري چٻيندو ف٥٢ چوندو هاءِ ڪنهن طرح مان رسول سان گڏجي وٺان

مَعَ الرَّسُوْلِ سَبِيْلًا ﴿٢٧﴾ يٰوَيْلَتٰى لَيْتَنِىْ لَمْ اَتَّخِذْ فُلَانًا خَلِيْلًا ﴿٢٨﴾

ونان ها. ف٥٣ هاءِ منهنجي بربادي ڪنهن طرح مون فلاڻي کي دوست نه بڻايو هجي ها.

لَقَدْ اَضَلَّنِىْ عَنِ الذِّكْرِ بَعْدَ اِذْ جَآءَنِىْ ؕ وَكَانَ الشَّيْطٰنُ

بيشڪ ان مون کي ٿيڪايو مون وٽ آيل نصيحت کان ف٥٤ ۽ شيطان ماڻهن کي بي مدد ڇڏي ڏيڻ تو

لِلْاِنْسَانِ خَذُوْلًا ﴿٢٩﴾ وَقَالَ الرَّسُوْلُ يٰرَبِّ اِنَّ قَوْمِى اتَّخَذُوْا

ف٥٥ . ۽ رسول عرض ڪيو ته اي منهنجا رب منهنجي قوم هن قرآن کي ڇڏڻ جي قابل

هٰذَا الْقُرْاٰنَ مَهْجُوْرًا ﴿٣٠﴾ وَكَذٰلِكَ جَعَلْنَا لِكُلِّ نَبِىٍّ عَدُوًّا مِّنَ

ناهي ڇڏيو. ف٥٦ ۽ اهڙي طرح اسان هر نبي جي واسطي دشمن بڻائي ڇڏيا هئا ڏوهاري ماڻهو ف٥٧



ف۴٠ ڪافر آهن، حشر ۽ بعث جا اعتقادي نه آهن. انهيءَ ڪري. ف۴١ اسان جي لاءِ رسول بڻائي يا محبوب سيد عالم محمد مصطفىٰ احمد مجتبىٰ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي نبوت ۽ رسالت جا شاهد بڻائي ڪري. ف۴٢ اهو ٻانءَ اسان کي خبر ڏئي ها ته محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن سندس رسول آهن. ف۴٣ ۽ انهن جو تڪبر انتها کي پهچي ويو ۽ سرڪشي حد کان لنگهي وئي جو معجزن جي مشاهدي ڪرڻ کان پوءِ ملائڪن جو پنهنجي مٿان لهڻ ۽ الله تعالىٰ کي ڏسڻ جو سوال ڪيائون. ف۴۴ يعني مرڻ جي ڏينهن يا قيامت جي ڏينهن. ف۴٥ قيامت جي ڏينهن ملائڪ مؤمنن کي خوشخبري ٻڌائيندا ۽ ڪافرن کي چوندا ته توهان جي لاءِ ڪا به خوشخبري نه آهي. حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته ملائڪ چوندا ته مؤمن کان سواءِ ڪنهن ٻئي کي جنت ۾ داخل ٿيڻ حلال نه آهي. انهيءَ ڪري اهو ڏينهن ڪافرن جي لاءِ نهايت حسرت ۽ ڏک رنج ۽ غم جو ڏينهن هوندو. ف۴٦ ان ڪلمي جي ڪري اهي ملائڪن کان پناهه گهرندا. ف۴٧ ڪفر جي حالت ۾ مثلاً مٽي مائٽي جو ڳانڍاپو ، مهمانداري ۽ يتيم نوازي وغيره. ف۴٨ نه هٿ سان ڇهيا وڃن ، نه انهن جو پاڇو ڏسجي. مراد هي آهي ته اهي عمل باطل ڪيا ويا. انهن جو ڪجھ انجام ۽ ڪو فائدو نه آهي. ڇو ته عملن جي مقبوليت جي لاءِ ايمان شرط آهي ، سو ته انهن کي حاصل نه هو. هن کان پوءِ جنت وارن جي فضيلت ارشاد ٿئي ٿي. ف۴٩ ۽ انهن جي ويهڻ جي جاءِ انهن مغرور متڪبر مشرڪن کان بلنديءَ ۾ بالا ۽ بهتر ۽ اعلىٰ. ف٥٠ حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته دنيا جو آسمان ڦاٽندو ۽ اتان جا رهڻ وارا (ملائڪ) لهندا ۽ اهي سمورن زمين وارن کان گهڻا آهن. جنن ۽ انسانن کان. وري ٻيو آسمان ڦاٽندو ۽ اتان جا رهڻ وارا لهندا ؛ اهي آسمان، دنيا جي رهاڪن ۽ جنن ۽ انسانن سڀني کان گهڻا آهن. اهڙيءَ طرح آسمان ڦاٽندا ويندا ۽ هر آسمان وارن جو تعداد پنهنجي هيٺين کان زياده آهي ؛ ايستائين جو ستون آسمان ڦاٽندو. پوءِ مقرب ملائڪ لهندا، وري عرش جا کڻندڙ ملائڪ ۽ اهو قيامت جو ڏينهن هوندو. ف٥١ ۽ الله تعالىٰ جي فضل سان مسلمانن تي آسان. حديث شريف ۾ آهي ته قيامت وارو ڏينهن مسلمانن تي آسان ڪيو ويندو، ايستائين جو اهو انهن تي هڪ فرض نماز کان به هلڪو ٿيندو ، جيڪا دنيا ۾ پڙهي هئائون. ف٥٢ حسرت ۽ پشيماني کان . اهو حال جيتوڻيڪ ڪافرن جي لاءِ عام آهي مگر عقبه بن ابي معيط سان ان جو خاص تعلق آهي. شان نزول :- عقبه بن ابي معيط ، اُبَيّ بن خلف جو گهرو دوست هو. محبوب سرورِ ڪون و مڪان صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي فرمائڻ سان ان لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ (صلى الله تعالىٰ عليه وسلم) جي شاهدي ڏني پر ان کان پوءِ اهو اُبَيّ بن خلف جي زور وجهڻ سان وري مرتد ٿي ويو ۽ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن ان کي مقتول هجڻ جي خبر ڏني . اهڙيءَ طرح بدر ۾ ماريو ويو. هيءَ آيت ان جي حق ۾ نازل ٿي ته قيامت جي ڏينهن ان کي انتهادرجي جي حسرت ۽ پشيماني ٿيندي. ان حسرت ۾ اهو پنهنجا هٿ ٻيو چٻاڙيندو. ف٥٣ جنت ۽ چوٽڪاري جي ۽ سندن اتباع ڪيو هجي ها ۽ سندن هدايت قبول ڪئي هجي ها. ف٥۴ يعني قرآن ڪريم ۽ ايمان کان. ف٥٥ ۽ مصيبت ۽ عذاب نازل ٿيڻ وقت ان کان جدائي ڪري ٿو. حضرت ابو هريره رضى الله تعالىٰ عنه کان ابو داؤد ۽ ترمذي ۾ هڪ حديث روايت ٿيل آهي ته محبوب سيد عالم نور مجسم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ته ماڻهو پنهنجي دوست جي دين تي هوندو آهي. پوءِ ڏسڻ گهرجي ته ڪنهن کي تو دوست بڻائي ۽ حضرت ابو سعيد خدري رضى الله تعالىٰ عنه کان روايت ٿيل آهي ته حضور پرنور محبوب سيد الڪونين صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ته ڪنهن سان گڏ نه ويهو مگر ايماندار سان ۽ ڪا ڌونه کا ٿو مگر پرهيزگار کي. مسئلو:- بي دين ۽ بدمذهب جي دوستي ۽ ان سان صحبت ، ميل جول ، الفت ۽ احترام ممنوع آهي. ف٥٦ ڪنهن ان کي جادو چيو ، ڪنهن شعر ۽ اهي ماڻهو ايمان آڻڻ کان محروم رهيا. ان تي الله تعالىٰ محبوب ڪريم جن کي تسلي ڏني ۽ سائڻ مدد جو واعدو فرمايو. جيئن ته اڳتي ارشاد ٿئي ٿو. ف٥٧ يعني نبين سڳورن سان بدنصيبن جو اهوئي معمول رهيو آهي.

الْمُجْرِمِيْنَ ؕ وَكَفٰى بِرَبِّكَ هَادِيًا وَّنَصِيْرًا ﴿۳۱﴾ وَقَالَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا

تنهنجو رب ڪافي آهي هدايت ڪرڻ ۽ مدد ڏيڻ جي واسطي. ۽ ڪافرن چيو ته ان تي قرآن هڪ ئي

لَوْلَا نُزِّلَ عَلَيْهِ الْقُرْاٰنُ جُمْلَةً وَّاحِدَةً ۛۚ كَذٰلِكَ ۛۚ لِنُثَبِّتَ بِهٖ

ڀيري ڇو نه لاٿو ويو [58] اسان ائين ئي ان کي وقفي وقفي لاٿو آهي جيئن ان سان تنهنجي دل مضبوط ڪريون [59]

فُؤَادَكَ وَرَتَّلْنٰهُ تَرْتِيْلًا ﴿۳۲﴾ وَلَا يَاْتُوْنَكَ بِمَثَلٍ اِلَّا جِئْنٰكَ

۽ اسان ان کي جهلي جهلي پڙهيو [60] ۽ اهي تو وٽ ڪو به مثال نه آڻيندا مگر [61] اسان حق ۽ ان کان بهتر بيان

بِالْحَقِّ وَاَحْسَنَ تَفْسِيْرًا ﴿۳۳﴾ اَلَّذِيْنَ يُحْشَرُوْنَ عَلٰى وُجُوْهِهِمْ

آڻينداسين. اهي جيڪي جهنم جي طرف هڪليا ويندا پنهنجن منهن ڀر انهن جي جاءِ

اِلٰى جَهَنَّمَ ۙ اُولٰٓئِكَ شَرٌّ مَّكَانًا وَّاَضَلُّ سَبِيْلًا ﴿۳۴﴾ وَلَقَدْ اٰتَيْنَا مُوْسَى

سڀ کان بُري [62] ۽ اهي سڀ کان وڌيڪ گمراهه. ۽ بيشڪ اسان موسيٰ کي ڪتاب عطا فرمايو ۽

الْكِتٰبَ وَجَعَلْنَا مَعَهٗٓ اَخَاهُ هٰرُوْنَ وَزِيْرًا ﴿۳۵﴾ فَقُلْنَا اذْهَبَآ اِلَى

ان جي ڀاءُ هارون کي وزير ڪيو. پوءِ اسان فرمايو توهان ٻئي وڃو ان قوم جي طرف جنهن اسان جي آيتن

الْقَوْمِ الَّذِيْنَ كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا ؕ فَدَمَّرْنٰهُمْ تَدْمِيْرًا ﴿۳۶﴾ وَقَوْمَ نُوْحٍ

کي ڪوڙو سمجهيو [63] پوءِ اسان انهن کي تباهه ڪري هلاڪ ڪري ڇڏيو ۽ نوح جي قوم کي [64] جڏهن انهن رسولن کي

لَّمَّا كَذَّبُوا الرُّسُلَ اَغْرَقْنٰهُمْ وَجَعَلْنٰهُمْ لِلنَّاسِ اٰيَةً ؕ وَاَعْتَدْنَا

ڪوڙو چيو [65] اسان انهن کي ٻوڙي ڇڏيو ۽ انهن کي ماڻهن جي واسطي نشاني بنايو سين [66] ۽ اسان ظالمن جي واسطي دردناڪ عذاب

لِلظّٰلِمِيْنَ عَذَابًا اَلِيْمًا ﴿۳۷﴾ وَّعَادًا وَّثَمُوْدَا۠ وَاَصْحٰبَ الرَّسِّ وَقُرُوْنًا

تيار ڪري رکيو آهي. ۽ عاد ۽ ثمود [67] ۽ کوهه وارن کي [68] ۽ انهن جي وچ ۾

بَيْنَ ذٰلِكَ كَثِيْرًا ﴿۳۸﴾ وَكُلًّا ضَرَبْنَا لَهُ الْاَمْثَالَ ۫ وَكُلًّا تَبَّرْنَا تَتْبِيْرًا ﴿۳۹﴾

گهڻيئي قومون. [69] ۽ اسان سڀني جي واسطي مثال بيان فرمايا [70] ۽ سڀني کي تباهه ڪري مٽايو. ۽

وَلَقَدْ اَتَوْا عَلَى الْقَرْيَةِ الَّتِيْٓ اُمْطِرَتْ مَطَرَ السَّوْءِ ؕ اَفَلَمْ يَكُوْنُوْا

اهي ضرور [71] انهيءَ ڳوٺ کان لنگهيا آهن جنهن تي بدترين برسات ٿي هئي [72] پوءِ ڇا انهن ان کي نه

يَرَوْنَهَا ۚ بَلْ كَانُوْا لَا يَرْجُوْنَ نُشُوْرًا ﴿۴۰﴾ وَاِذَا رَاَوْكَ اِنْ يَّتَّخِذُوْنَكَ

ڏٺو هو [73] بلڪ انهن کي جيئرو ٿي اٿڻ جي اميد ئي نه هئي [74] ۽ جڏهن توکي ڏسن ٿا ته توکي نٺولي جو نشانو

[58] جيئن ته توريت، انجيل ۽ زبور مان هر هڪ ڪتاب مڪمل نازل ٿيو هو. ڪافرن جو اهو اعتراض بلڪل فضول ۽ بي مقصد آهي، ڇو ته قرآن ڪريم جو معجزو ۽ اعجاز وارو هجڻ هر حال ۾ هڪ جهڙو آهي، توڙي هڪ ئي ڀيري نازل ٿئي يا آهستي آهستي، بلڪ آهستي آهستي نازل فرمائڻ ۾ ان جي اعجاز جو اڃا به ڪامل اظهار آهي، ڇو ته جڏهن هڪ آيت نازل ٿي ۽ حد مقرر ڪئي وئي ۽ خلق جو ان جي مثل بڻائڻ کان عاجز ٿيڻ ظاهر ٿيو. پوءِ ٻي آيت نازل ٿي، اهڙي طرح ان جو اعجاز ظاهر ٿيو. اهڙي طرح برابر آيت آيت ٿي ڪري قرآن ڪريم نازل ٿيندو رهيو ۽ هر گهڙي ان جي بي مثالي ۽ خلق جي عاجزي ظاهر ٿيندي رهي. مطلب ته ڪافرن جو اعتراض اجايو ۽ بي معنيٰ آهي. آيت ۾ الله تعاليٰ آهستي آهستي نازل فرمائڻ جي حڪمت ظاهر فرمائي ته. [59] ۽ پيغام جي سلسلي جاري رهڻ سان توهان جي دل مبارڪ کي تسڪين ٿيندي رهي ۽ ڪافرن کي هر هڪ موقعي تي جواب ملندا رهن. ان کان سواءِ هي به فائدو آهي ته ان جو ياد ڪرڻ سولو ۽ آسان ٿئي.

[60] جبرئيل جي زبان سان ٿورو ٿورو ويهن يا ٽيويهن سالن جي مدت ۾ يا هي معنيٰ آهي ته اسان آيت کان پوءِ آيت آهستي آهستي نازل فرمائي ۽ ڪن چيو ته الله تعاليٰ اسان کي قرأت ۾ آهستي آهستي اطمينان سان پڙهڻ ۽ قرآن شريف کي چڱي طرح سان ادا ڪرڻ جو حڪم فرمايو، جيئن ٻي آيت ۾ ارشاد ٿيو وَرَتِّلِ الْقُرْاٰنَ تَرْتِيْلًا. [61] يعني مشرڪ توهان جي دين خلاف يا توهان جي نبوت ۾ اعتراض ڪرڻ وارو ڪو سوال پيش نه ڪري سگهندا. [62] حديث شريف ۾ آهي ته ماڻهو قيامت جي ڏينهن ٽن طريقن تي اٿاريا ويندا. هڪ ٽولو سوارين تي، هڪ ٽولو پيادل ۽ هڪ ٽولو منهن ڀر گهليو. عرض ڪيو ويو يا محبوب رسول الله صلى الله تعاليٰ عليه وآله وسلم! اهي منهن ڀر ڪيئن هلندا؟ پاڻ فرمايائون ته جنهن پيرن تي هلايو آهي، سوئي منهن ڀر هلائيندو (الله). [63] يعني فرعون جي قوم جي طرف. اهڙي طرح اهي ٻئي سڳورا انهن جي طرف ويا ۽ انهن کي خدا پاڪ جو خوف ڏياريائون ۽ پنهنجي رسالت جي تبليغ ڪيائون، پر انهن بدبختن انهن سڳورن کي ڪوڙو ڪيو. [64] ۽ هلاڪ ڪري ڇڏيو سين. [65] يعني حضرت نوح ۽ حضرت ادريس کي ۽ حضرت شيث کي يا هي ڳالهه آهي ته هڪ رسول جي تڪذيب سمورن رسولن جي تڪذيب آهي. پوءِ جڏهن انهن حضرت نوح کي ڪوڙو ڪيو ته ڄڻ ته سڀني کي ڪوڙو ڪيو. [66] ته پوين جي لاءِ عبرت ٿين. [67] ۽ عاد حضرت هود عليه السلام جي قوم ۽ ثمود حضرت صالح عليه السلام جي قوم انهن ٻنهي قومن کي به هلاڪ ڪيو سين. [68] اها حضرت شعيب عليه السلام جي قوم هئي، جيڪي بت پرستي ڪندا هئا. الله تعاليٰ انهن جي طرف حضرت شعيب عليه السلام کي موڪليو. پاڻ انهن کي اسلام جي دعوت ڏنائين. پر انهن سرڪشي ڪئي، حضرت شعيب عليه السلام جي تڪذيب ڪيائون ۽ ڪيس تڪليف ڏنائون. انهن ماڻهن جا گهر کوهن جي چوڌاري هئا. الله تعاليٰ انهن کي هلاڪ ڪيو ۽ اها سموري قوم پنهنجن گهرن ۽ ان کوهه سان گڏ دٻجي وئي. ان کان سواءِ ٻيا به قول آهن. [69] يعني عاد ۽ ثمود جي قوم ۽ کوهه وارن جي وچ ۾ گهڻيون امتون آهن، جن کي نبين سڳورن جي تڪذيب ڪرڻ جي سبب کان الله تعاليٰ هلاڪ ڪيو. [70] ۽ حجتون قائم ڪيون ۽ انهن مان ڪنهن کي به دليل کان سواءِ هلاڪ نه ڪياسين. [71] يعني مڪي جا ڪافر پنهنجن واپارن ۾ شام جو سفر ڪندي هر ڀيري. [72] ان ڳوٺ مان مراد سدوم آهي، جيڪو لوط جي قوم جي پنجن ڳوٺن ۾ سڀني کان وڏو ڳوٺ هو. انهن ڳوٺن ۾ هڪ سڀني کان ننڍي ڳوٺ جا ماڻهو ته ان خبيث بدڪاري جا عامل نه هئا، جنهن ۾ باقي چئن ڳوٺن جا ماڻهو مبتلا هئا. انهيءَ ڪري انهن چئن ڪارلد ۽ اهي چار ڳوٺ پنهنجي بدعملي جي ڪري آسمان مان پٿر وسائي هلاڪ ڪيا ويا. [73] جو عبرت حاصل ڪن ۽ ايمان آڻن. [74] يعني مرڻ کان پوءِ جيئري ٿيڻ جا قائل نه هئا، جو انهن کي آخرت جي ثواب ۽ عذاب جي پرواهه هجي ها.

اِلَّا هُزُوًا ؕ اَهٰذَا الَّذِیْ بَعَثَ اللّٰهُ رَسُوْلًا ﴿۴۱﴾ اِنْ كَادَ لَیُضِلُّنَا عَنْ

ٺٺون ٿا ف٧٥ ڇا هي اهو آهي جنهن کي الله رسول بنائي موڪليو. قريب هو جو اهو اسان کي اسان جي خدائن کان ڦيرائي

اٰلِهَتِنَا لَوْلَاۤ اَنْ صَبَرْنَا عَلَیْهَا ؕ وَ سَوْفَ یَعْلَمُوْنَ حِیْنَ یَرَوْنَ

ڇڏي ها جيڪڏهن اسان انهن تي قائم نه رهون ها ف٧٦ ۽ اجهو انهن کي پتو پوندو جنهن ڏينهن عذاب ڏسندا

الْعَذَابَ مَنْ اَضَلُّ سَبِیْلًا ﴿۴۲﴾ اَرَءَیْتَ مَنِ اتَّخَذَ اِلٰهَهٗ هَوٰىهُ ؕ

ف٧٧ ته ڪير گمراهه هو. ف٧٨ ڇا توان کي ڏٺو جنهن پنهنجي خواهش کي پنهنجو معبود بنائي ورتو ف٧٩

اَفَاَنْتَ تَكُوْنُ عَلَیْهِ وَكِیْلًا ﴿۴۳﴾ اَمْ تَحْسَبُ اَنَّ اَكْثَرَهُمْ یَسْمَعُوْنَ

پوءِ ڇا تون ان جي نگهباني جو ذمو کڻين ٿو. ف٨٠ يا تون سمجهين ٿو ته انهن مان گهڻا ٻڌن يا

اَوْ یَعْقِلُوْنَ ؕ اِنْ هُمْ اِلَّا كَالْاَنْعَامِ بَلْ هُمْ اَضَلُّ سَبِیْلًا ﴿۴۴﴾ اَلَمْ

سمجهن ٿا ف٨١ اهي نه آهن مگر جهڙا جانور بلڪ انهن کان به بدتر گمراهه ف٨٢ اي محبوب ڇا تو پنهنجي رب

تَرَ اِلٰى رَبِّكَ كَیْفَ مَدَّ الظِّلَّ ۚ وَ لَوْ شَآءَ لَجَعَلَهٗ سَاكِنًا ۚ ثُمَّ جَعَلْنَا

کي نه ڏٺو ف٨٣ ته ڪيئن پاڇو ڦهلايائين ف٨٤ ۽ جيڪڏهن چاهي ها ته ان کي هڪ ئي جاءِ تي بيهاري ڇڏي ها ف٨٥ پوءِ اسان

الشَّمْسَ عَلَیْهِ دَلِیْلًا ﴿۴۵﴾ ثُمَّ قَبَضْنٰهُ اِلَیْنَا قَبْضًا یَّسِیْرًا ﴿۴۶﴾ وَ هُوَ

سج کي ان تي دليل بنايو پوءِ اسان ان کي آهستي آهستي پنهنجي طرف سڪيڙي ورتو ف٨٦ ۽ اهو ئي آهي

الَّذِیْ جَعَلَ لَكُمُ الَّیْلَ لِبَاسًا وَّ النَّوْمَ سُبَاتًا وَّ جَعَلَ النَّهَارَ

جنهن رات کي توهان جي لاءِ پردو بنايو ۽ ننڊ کي آرام ۽ ڏينهن کي بنايائين اٿڻ

نُشُوْرًا ﴿۴۷﴾ وَ هُوَ الَّذِیْۤ اَرْسَلَ الرِّیٰحَ بُشْرًۢا بَیْنَ یَدَیْ رَحْمَتِهٖ ۚ وَ

(ڪم ڪار لاءِ نڪرڻ جي وقت) لاءِ. ف٨٧ ۽ اهو ئي آهي جنهن هوائون موڪليون پنهنجي رحمت جي اڳيان خوشخبري ٻڌائيندڙ ڪري ف٨٨ ۽

اَنْزَلْنَا مِنَ السَّمَآءِ مَآءً طَهُوْرًا ﴿۴۸﴾ لِّنُحْیِۦَ بِهٖ بَلْدَةً مَّیْتًا وَّ نُسْقِیَهٗ

اسان آسمان مان پاڻي لاٿو پاڪ ڪرڻ وارو ته اسان ان سان جيئرو ڪريون ڪنهن مئل شهر کي ف٨٩ ۽ اهو پياريون

مِمَّا خَلَقْنَاۤ اَنْعَامًا وَّ اَنَاسِیَّ كَثِیْرًا ﴿۴۹﴾ وَ لَقَدْ صَرَّفْنٰهُ بَیْنَهُمْ

پنهنجي خلقيل گهڻيئي چوپاين ۽ ماڻهن کي. ۽ بيشڪ اسان ان ۾ پاڻي جي ڦير ڦار رکي

لِیَذَّكَّرُوْا ۖ فَاَبٰۤى اَكْثَرُ النَّاسِ اِلَّا كُفُوْرًا ﴿۵۰﴾ وَ لَوْ شِئْنَا لَبَعَثْنَا فِیْ

ف٩٠ جو اهي ڌيان ڪن ف٩١ پوءِ گهڻن ماڻهن نه مڃيو مگر ناشڪري ڪرڻ. ۽ اسان گهرون ها ته هر ڳوٺ ۾ هڪ ڊڄارو

ف٧٥ ۽ چڙن ٿا.

ف٧٦ هن مان معلوم ٿيو ته محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن جي دعوت ۽ سندن معجزن جي اظهار ڪافرن تي ايترو اثر ڪيو هو ۽ دين حق کي ايتري قدر واضح ڪري ڇڏيو هو جو خود ڪافرن کي اقرار آهي ته جيڪڏهن اهي پنهنجي هٺ تي ڄميا نه رهن ها ته پوءِ قريب هو ته بت پرستي ڇڏن ها ۽ دين اسلام اختيار ڪن ها يعني دين اسلام جي حقانيت انهن تي گهڻي واضح ٿي چڪي هئي ۽ شڪ ۽ شبها ختم ٿي ويا هئا، پر اهي پنهنجي هٺ ۽ ضد جي سبب محروم رهيا.

ف٧٧ آخرت ۾.

ف٧٨ هي ان جو جواب آهي ته ڪافرن چيو هو ته قريب آهي ته اهي اسان کي اسان جي خدائن کان ڀرغلائن. هتي ٻڌايو ويو ته ڏوڪي ڏنل توهان پاڻ آهيو ۽ آخرت ۾ هي توهان کي معلوم ٿي ويندو ۽ محبوب رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن جي طرف ڏوکي ڏيڻ جي نسبت اجائي آهي.

ف٧٩ ۽ پنهنجي نفس جي خواهش کي پوڄڻ لڳو، انهيءَ جو تابعدار ٿي ويو، اهو وري هدايت ڪهڙي طرح قبول ڪندو. روايت آهي ته جاهليت جي زماني جا ماڻهو هڪ پٿر کي پوڄيندا هئا ۽ جڏهن انهن کي ڪٿي ٻيو ڪو پٿر ان کان سٺو نظر ايندو هو ته اڳين کي اڇلائي ڇڏيندا هئا ۽ ٻئي کي پوڄڻ لڳندا هئا.

ف٨٠ ته خواهش پرستي کان روڪي ڇڏيو.

ف٨١ يعني اهي پنهنجي دشمني جي سختي کان نه توهان جي ڳالهه ٻڌن ٿا، نه دليلن ۽ برهانن کي سمجهن ٿا. ٻوڙا ۽ ناسمجهه بڻيا رهيا آهن.

ف٨٢ ڇو ته چوپايا به پنهنجي رب جي تسبيح ڪن ٿا ۽ جيڪو انهن کي کاڌو ڏئي، ان جا تابعدار رهن ٿا ۽ احسان ڪرڻ وارن کي سڃاڻن ٿا ۽ تڪليف ڏيڻ وارن کان گهبرائن ٿا. نفعي ڏيڻ واري جي طلب ڪن ٿا، نقصان ڏيڻ واري کان بچن ٿا. چرڻ وارين جاين جون واٽون ڄاڻن ٿا. هي ڪافر انهن کان به بدتر آهن، جو نه اطاعت ڪن ٿا نه ان جي احسان کي سڃاڻن ٿا، نه شيطان جهڙي دشمن جي نقصان پهچائڻ کي سمجهن ٿا، نه ثواب جهڙي وڏي نفعي واري شيءِ جا طالب آهن ۽ نه عذاب جهڙي سخت نقصان واري هلاڪ ڪندڙ شيءِ کان بچن ٿا.

ف٨٣ ته ان جي صفت ۽ قدرت ڪهڙي نه عجيب آهي.

ف٨٤ صبح صادق جي طلوع کان پوءِ سج اڀرڻ تائين، جو اُن وقت ساري زمين ۾ پاڇو ئي پاڇو هوندو آهي، نه اس آهي نه اونداهي.

ف٨٥ جو سج جي اڀرڻ سان به زائل نه ٿئي ها.

ف٨٦ جو اڀرڻ کان پوءِ سج جيترو مٿي ٿيندو ويو، پاڇو سميٽيو ويو.

ف٨٧ ته ان ۾ روزي تلاش ڪريو ڪمن ۾ مشغول ٿيو. حضرت لقمان پنهنجن پٽن کي فرمايو جيئن سمهو ٿا، وري اٿو ٿا، ايئن ئي مرندؤ ۽ موت کان پوءِ وري اٿندؤ. ف٨٨ هتي رحمت مان مراد برسات آهي. ف٨٩ جنان جي زمين خشڪي کان بي جان ٿي وئي. ف٩٠ ته ڪڏهن ڪهڙي شهر ۾ برسات ٿئي، ته ڪڏهن ڪهڙي ۾. ڪڏهن ڪٿي ۽ ڏيک ٿئي ته ڪڏهن ڪٿي مختلف طريقي حڪمت جي اقتضا جي مطابق. هڪ حديث ۾ آهي ته آسمان کان ڏينهن رات جي سڀني گهڙين ۾ برسات پئيندي رهي ٿي. الله تعاليٰ ان کي جنهن حصي جي طرف چاهي ٿو، ڦيرائي ٿو ۽ جنهن زمين کي چاهي ٿو، سيراب ڪري ٿو. ف٩١ ۽ الله تعاليٰ جي قدرت ۽ نعمت ۾ غور ڪن.

كُلِّ قَرْيَةٍ نَّذِيرًا ﴿٥١﴾ فَلَا تُطِعِ الْكٰفِرِيْنَ وَجَاهِدْهُمْ بِهٖ جِهَادًا

ڏيکاريندڙ موڪليون ها. ف ٩٢ پوءِ ڪافرن جو چيو نه ڪر ۽ انهن سان جهاد ڪر وڏو جهاد هن قرآن سان

كَبِيْرًا ﴿٥٢﴾ وَهُوَ الَّذِيْ مَرَجَ الْبَحْرَيْنِ هٰذَا عَذْبٌ فُرَاتٌ وَّهٰذَا

۽ اهو ئي آهي جنهن مليل ٻه سمنڊ جاري ڪيا. هي مٺو آهي نهايت مٺو ۽ هيءُ کارو آهي نهايت ڪوڙو

مِلْحٌ اُجَاجٌ وَجَعَلَ بَيْنَهُمَا بَرْزَخًا وَّحِجْرًا مَّحْجُوْرًا ﴿٥٣﴾ وَهُوَ الَّذِيْ

۽ انهن جي وچ ۾ پردو رکيائين ۽ آڙ رڪاوٽ ڪندڙ ف ٩٣. ۽ اهو ئي آهي جنهن پاڻي منجهان ف ٩٤

خَلَقَ مِنَ الْمَآءِ بَشَرًا فَجَعَلَهٗ نَسَبًا وَّصِهْرًا وَكَانَ رَبُّكَ قَدِيْرًا ﴿٥٤﴾ وَ

انسان کي پيدا ڪيو پوءِ ان جا رشتا ۽ سهراڻ مقرر ڪيائين ف ٩٥ ۽ تنهنجو رب قدرت وارو آهي. ف ٩٦ ۽ الله کان سواءِ

يَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ مَا لَا يَنْفَعُهُمْ وَلَا يَضُرُّهُمْ وَكَانَ الْكَافِرُ

اهڙن جي پوڄا ڪن ٿا ف ٩٧ جيڪي انهن جو نفعو نقصان ڪجهه به نه ڪري سگهن ۽ ڪافر پنهنجي رب جي مقابلي ۾

عَلٰى رَبِّهٖ ظَهِيْرًا ﴿٥٥﴾ وَمَآ اَرْسَلْنٰكَ اِلَّا مُبَشِّرًا وَّنَذِيْرًا ﴿٥٦﴾ قُلْ مَآ اَسْئَلُكُمْ

شيطان کي مدد ڏي ٿو ف ٩٨ ۽ اسان توکي نه موڪليو مگر ف ٩٩ خوشي ۽ ف ١٠٠ خوف ٻڌائيندڙ ڪري. ترون فرماءِ ماڻ ف ١٠١ تي توهان کان

عَلَيْهِ مِنْ اَجْرٍ اِلَّا مَنْ شَآءَ اَنْ يَّتَّخِذَ اِلٰى رَبِّهٖ سَبِيْلًا ﴿٥٧﴾ وَتَوَكَّلْ عَلَى

ڪا به مزدوري نٿو گهران مگر جيڪو چاهي پنهنجي رب جي طرف رستو اختيار ڪري ف ١٠٢ ۽ ڀروسو ڪر ان زنده تي

الْحَيِّ الَّذِيْ لَا يَمُوْتُ وَسَبِّحْ بِحَمْدِهٖ وَكَفٰى بِهٖ بِذُنُوْبِ عِبَادِهٖ

جيڪو ڪڏهن به نه مرندو ف ١٠٣ ۽ ان کي ساراهيندي سندس پاڪائي بيان ڪر ف ١٠٤ ۽ اهو ئي ڪافي آهي پنهنجي ٻانهن

خَبِيْرًا ﴿٥٨﴾ الَّذِيْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ وَمَا بَيْنَهُمَا فِيْ سِتَّةِ اَيَّامٍ

جي گناهن تي خبردار ف ١٠٥ جنهن آسمان ۽ زمين ۽ جو ڪجهه انهن جي وچ ۾ آهي ڇهن ڏينهن ۾ پيدا فرمايائين

ثُمَّ اسْتَوٰى عَلَى الْعَرْشِ اَلرَّحْمٰنُ فَسْئَلْ بِهٖ خَبِيْرًا ﴿٥٩﴾ وَاِذَا قِيْلَ

ف ١٠٦ پوءِ عرش تي استوا فرمايائين جيئن ان جي شان جي لائق ف ١٠٧ اهو وڏو مهربان آهي پوءِ ترون ڪنهن خبرواري کان ان جي تعريف پڇ

لَهُمُ اسْجُدُوْا لِلرَّحْمٰنِ قَالُوْا وَمَا الرَّحْمٰنُ اَنَسْجُدُ لِمَا تَاْمُرُنَا وَ

ف ١٠٨ ۽ جڏهن انهن کي چيو وڃي ف ١٠٩ رحمان کي سجدو ڪيو چون ٿا رحمان ڇا آهي ڇا اسان ان کي سجدو ڪريون جنهن جي لاءِ تون چوين ف ١١٠ ۽ ان

زَادَهُمْ نُفُوْرًا ﴿٦٠﴾ تَبٰرَكَ الَّذِيْ جَعَلَ فِي السَّمَآءِ بُرُوْجًا وَّجَعَلَ

حڪم انهن کي وڌيڪ گمراهه ٿا هيو ف ١١١ وڏي برڪت وارو آهي اهو جنهن آسمان ۾ برج بنايا ف ١١٢ ۽

ف ٩٢ ۽ توهان تان ڏيکارڻ جو بار گهٽ ڪري ڇڏيون ها پر اسان سڀني ڳوٺن جي ڏيکارڻ جو بار توهان تي ئي رکيو ته جيئن توهان سموري جهان جا رسول ٿي ڪري سمورن رسولن جي فضيلتن جا جامع ٿيو ۽ نبوت توهان تي ختم ٿئي، جو توهان کان پوءِ وري ٻيو ڪو به نبي نه ٿئي.

ف ٩٣ جو نه مٺو ڪوڙو ٿئي، نه ڪوڙو مٺو. نه ڪو ڪنهن جي ذائقي کي تبديل ڪري سگهي. جيئن ته دجله شور درياءَ ۾ ميلن تائين هليو وڃي ٿو ۽ ان جي ذائقي ۾ ڪو به تغير نه ٿو اچي. عجب شان الاهي آهي.

ف ٩٤ يعني نطفي مان.

ف ٩٥ ته جيئن نسل هلي.

ف ٩٦ جو ان هڪ نطفي مان ٻن قسمن جا انسان پيدا ڪيا، مذڪر ۽ مؤنث. پوءِ به ڪافرن جو هي حال آهي جو ان تي ايمان نه ٿا آڻن.

ف ٩٧ يعني بُتن کي.

ف ٩٨ جو ته بُت پرستي شيطان کي مدد ڏيڻ آهي.

ف ٩٩ ايمان ۽ اطاعت تي جنت جي.

ف ١٠٠ ڪفر ۽ نافرماني تي جهنم جي عذاب جو.

ف ١٠١ تبليغ ۽ ارشاد.

ف ١٠٢ ۽ ان جو قرب ۽ ان جي رضا حاصل ڪري. مُراد هي آهي ته ايماندارن جو ايمان آڻڻ ۽ انهن جو طاعتِ الاهي ۾ مشغول ٿيڻ ئي منهنجو اجر آهي؛ ڇو ته الله تبارڪ وتعاليٰ مون کي ان تي جزا عطا فرمائيندو ۽ انهيءَ ڪري امت جي صالح ٻانهن جي ايمان ۽ انهن جي نيڪين جا ثواب انهن کي به ملن ٿا ۽ انهن جي نبين سڳورن کي جن جي هدايت سان اهي ان مرتبي تي پهتا.

م ٨

ف ١٠٣ انهيءَ تي ڀروسو ڪرڻ جڳائي، ڇو ته مرڻ واري تي ڀروسو ڪرڻ عاقل جو شان نه آهي.

ف ١٠٤ ان جي تسبيح ۽ حمد ڪريو، ان جي طاعت ۽ ان جو شڪر بجا آڻيو.

ف ١٠٥ نه ان کان ڪنهن جو گناهه لڪي، نه ان جي پڪڙ کان پاڻ کي بچائي سگهي.

ف ١٠٦ يعني ايتري مقدار ۾؛ ڇو ته رات، ڏينهن ۽ سج ته هُئا ئي نه ۽ ايتري مقدار ۾ پيدا ڪرڻ پنهنجي مخلوق کي آهستگي ۽ اطمينان جي تعليم جي لاءِ آهي، ورنه اُهو هڪ لمحي ۾ سڀ ڪجهه پيدا ڪرڻ تي قادر آهي.

ع ٥ ١٦ ٣

ف ١٠٧ سلف جو هي مذهب آهي ته استوا ۽ ان جا مثال، جيڪي وارد ٿيا، اسان ان تي ايمان رکون ٿا ۽ ان جي ڪيفيت جي پٺيان نه ٿا پئون. ان کي الله تعاليٰ ڄاڻي. ڪي مفسر استوا کي بلندي ۽ برتري جي معنيٰ ۾ وٺن ٿا ۽ ڪي غلبي جي معنيٰ ۾. پر قول پهرين ئي تسليم ٿيل ۽ اقويٰ آهي. ف ١٠٨ هن ۾ انسان کي خطاب آهي ته حضرت رحمان جون صفتون عارف مرد کان دريافت ڪري. ف ١٠٩ يعني جڏهن محبوب سيدعالم صلي الله تعاليٰ عليه واٰله وسلم جن مُشرڪن کي فرمائن ته. ف ١١٠ هن مان انهن جو مقصد هي آهي ته رحمٰن کي نه ٿا ڄاڻن ۽ اهو باطل آهي، جيڪو انهن دُشمني کان چيو؛ ڇو ته لغتِ عرب جو ڄاڻڻ وارو گهڻو ڄاڻي ٿو ته رحمان جي معنيٰ نهايت رحم وارو آهي ۽ اها الله تعاليٰ جي ئي صفت آهي. ف ١١١ يعني سجدي جو حڪم انهن جي لاءِ اجا وڌيڪ ايمان کان پري جو سبب ٿيو. ف ١١٢ حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما فرمايو ته برجن مان ستن ستارن سيارن جون منزلون مُراد آهن، جن جو تعداد ٻارهن آهي. (١) حمل، (٢) ثور، (٣) جوزا، (۴) سرطان، (٥) اسد، (٦) سنبله، (٧) ميزان، (٨) عقرب، (٩) قوس، (١٠) جدي، (١١) دلو ۽ (١٢) حوت.

فِيهَا سِرَاجًا وَقَمَرًا مُّنِيرًا ﴿٦١﴾ وَهُوَ الَّذِي جَعَلَ اللَّيْلَ وَالنَّهَارَ خِلْفَةً

انهن ۾ ڏيئو رکيائين ف۱۱۳ ۽ چمڪندڙ چنڊ. ۽ اهوئي آهي جنهن رات ۽ ڏينهن جي متا ستا رکي ف۱۱۴

لِّمَنْ أَرَادَ أَن يَذَّكَّرَ أَوْ أَرَادَ شُكُورًا ﴿٦٢﴾ وَعِبَادُ الرَّحْمَٰنِ الَّذِينَ

ان جي واسطي جيڪو ڌيان ڪرڻ چاهي يا شڪر جو ارادو ڪري. ۽ رحمان جا اهي ٻانها جيڪي

يَمْشُونَ عَلَى الْأَرْضِ هَوْنًا وَإِذَا خَاطَبَهُمُ الْجَاهِلُونَ قَالُوا

زمين تي آهستي هلندا آهن ف۱۱۵ ۽ جڏهن جاهل انهن سان ڳالهائيندا آهن ف۱۱۶ ته چوندا آهن بس سلام

سَلَامًا ﴿٦٣﴾ وَالَّذِينَ يَبِيتُونَ لِرَبِّهِمْ سُجَّدًا وَقِيَامًا ﴿٦٤﴾ وَالَّذِينَ

ف۱۱۷. ۽ جيڪي رات گذاريندا آهن پنهنجي رب جي واسطي سجدي ۽ قيام ۾ ف۱۱۸. ۽ اهي جيڪي عرض ڪندا

يَقُولُونَ رَبَّنَا اصْرِفْ عَنَّا عَذَابَ جَهَنَّمَ ۖ إِنَّ عَذَابَهَا كَانَ

آهن اي اسان جا رب اسان کان جهنم جو عذاب ڦيري ڇڏ. بيشڪ ان جو عذاب ڳچي جو ڳٽ آهي

غَرَامًا ﴿٦٥﴾ إِنَّهَا سَاءَتْ مُسْتَقَرًّا وَمُقَامًا ﴿٦٦﴾ وَالَّذِينَ إِذَا أَنفَقُوا

ف۱۱۹. بيشڪ اها نهايت ئي بُري جاءِ آهي رهڻ جي. ۽ اهي جڏهن خرچ ڪندا آهن

لَمْ يُسْرِفُوا وَلَمْ يَقْتُرُوا وَكَانَ بَيْنَ ذَٰلِكَ قَوَامًا ﴿٦٧﴾ وَالَّذِينَ لَا

نه ته حد ٽپن ۽ نه تنگي ڪن ف۱۲۰ ۽ انهن ٻنهي جي وچ ۾ اعتدال تي رهن ف۱۲۱ ۽ اهي جيڪي الله سان

يَدْعُونَ مَعَ اللَّهِ إِلَٰهًا آخَرَ وَلَا يَقْتُلُونَ النَّفْسَ الَّتِي حَرَّمَ اللَّهُ

گڏ ڪنهن ٻئي معبود کي نٿا پوڄيندا آهن ف۱۲۲ ۽ ناحق قتل نه ڪندا آهن ان ساهه کي جنهن جي الله حرمت رکي آهي

إِلَّا بِالْحَقِّ وَلَا يَزْنُونَ ۚ وَمَن يَفْعَلْ ذَٰلِكَ يَلْقَ أَثَامًا ﴿٦٨﴾ يُضَاعَفْ

ف۱۲۳ ۽ بدڪاري نه ڪندا آهن ف۱۲۴ ۽ جيڪو اهي ڪم ڪري اهو سزا لهندو. وڌايو ويندو ان تي

لَهُ الْعَذَابُ يَوْمَ الْقِيَامَةِ وَيَخْلُدْ فِيهِ مُهَانًا ﴿٦٩﴾ إِلَّا مَن تَابَ وَآمَنَ

عذاب قيامت جي ڏينهن ف۱۲۵ ۽ هميشه ان ۾ ذلت سان رهندو. مگر جيڪو توبه ڪري ف۱۲۶

وَعَمِلَ عَمَلًا صَالِحًا فَأُولَٰئِكَ يُبَدِّلُ اللَّهُ سَيِّئَاتِهِمْ حَسَنَاتٍ

۽ ايمان آڻي ف۱۲۷ ۽ چڱا ڪم ڪري ف۱۲۸ پوءِ اهڙن جي براين کي الله چڱاين سان بدلي ڇڏيندو ف۱۲۹

وَكَانَ اللَّهُ غَفُورًا رَّحِيمًا ﴿٧٠﴾ وَمَن تَابَ وَعَمِلَ صَالِحًا فَإِنَّهُ يَتُوبُ

۽ الله بخشڻهار مهربان آهي. ۽ جيڪو توبه ڪري ۽ چڱا ڪم ڪري پوءِ بيشڪ اهو الله جي طرف موٽيو



ف۱۱۳ ڏيئي مان هتي سج مُراد آهي. ف۱۱۴ جو انهن ۾ هڪ کان پوءِ ٻيو اچي ٿو ۽ ان جو قائم مقام ٿئي ٿو جنهن جو عمل رات يا ڏينهن مان ڪنهن هڪ ۾ قضا ٿي وڃي ته ٻئي ۾ ادا ڪري. ايئن ئي حضرت ابن عباس رضی اللہ تعالیٰ عنهما فرمايو ۽ رات ۽ ڏينهن جو هڪ ٻئي کان پوءِ اچڻ ۽ قائم مقام هجڻ الله تعالیٰ جي قدرت ۽ حڪمت جو دليل آهي. ف۱۱۵ اطمينان ۽ وقار هوندي نوڙت جي شان سان، نه تڪبر واري طريقي تي چيلون ڪڙڪائيندي، پير کي زور سان هڻندي جهڙي متڪبرن جو طريقو آهي ۽ شريعت ان کي منع فرمايو. ف۱۱۶ ۽ ڪو ناپسنديده ڪلمو يا بيهوده يا ادب ۽ تهذيب جي خلاف ڳالهه چون ٿا. ف۱۱۷ هي متارڪت جو سلام آهي يعني جاهلن سان جهيڙي ڪرڻ کان پاسو ڪن ٿا يا هي معنيٰ آهي ته اهڙي ڳالهه چون ٿا جيڪا درست هجي ۽ ان ۾ تڪليف ۽ گناهه کان سالم رهن. حسن بصري فرمايو هي ته انهن ٻانهن جي ڏينهن جو حال آهي ۽ انهن جي رات جو بيان اڳتي اچي ٿو. مُراد هي آهي ته انهن جي مجلسي زندگي ۽ خلق سان معاملو اهڙو پاڪ آهي ۽ انهن جي خلوت جي زندگي ۽ حق سان رابطو هي آهي جيڪو اڳتي بيان فرمايو وڃي ٿو. ف۱۱۸ يعني نماز ۽ عبادت ۾ شب بيداري ڪن ٿا ۽ رات پنهنجي رب جي عبادت ۾ گذارن ٿا ۽ الله تبارڪ وتعالیٰ پنهنجي ڪرم سان ٿوري عبادت وارن کي به شب بيداري جو ثواب عطا فرمائي ٿو. حضرت ابن عباس رضی اللہ تعالیٰ عنهما فرمايو ته جنهن شخص عشاء کان پوءِ ٻه رڪعتون يا زياده نفل پڙهيا اهو شب بيداري ڪرڻ وارن ۾ شامل آهي. مسلم شريف ۾ حضرت عثمان غني رضی اللہ تعالیٰ عنه کان روايت ٿيل آهي ته جنهن شخص عشاء جي نماز جماعت سان ادا ڪئي، ان اڌ رات جي قيام جو ثواب لڌو ۽ جنهن شخص فجر جي نماز به جماعت سان ادا ڪئي اهو ساري رات جي عبادت ڪرڻ واري جي مثل آهي. ف۱۱۹ يعني لازم، جدا نه ٿيڻ وارو. هن آيت ۾ انهن ٻانهن جي شب بيداري ۽ عبادت جي ذڪر فرمائڻ کان پوءِ سندن هن دعا جو بيان ڪيائين. هن مان هي اظهار مقصد آهي ته اهي گهڻي عبادت جي باوجود الله تعالیٰ جو خوف رکن ٿا ۽ ان جي حضور ۾ عاجزي ڪن ٿا. ف۱۲۰ اسراف معصيت ۾ خرچ ڪرڻ کي چون ٿا. هڪ بزرگ چيو ته اسراف ۾ چڱائي نه آهي. ٻئي بزرگ چيو ته نيڪي ۾ اسراف ئي نه آهي ۽ تنگي ڪرڻ هي آهي ته الله تعالیٰ جي مقرر ڪيل حقن جي ادا ڪرڻ ۾ گهٽتائي ڪري، اهوئي حضرت ابن عباس رضی اللہ تعالیٰ عنهما فرمايو. حديث شريف ۾ آهي ته محبوب سيد عالم صلی اللہ تعالیٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو، جنهن شخص ڪنهن حق کي منع ڪيو، تنهن اقتار ڪيو يعني تنگي ڪئي ۽ جنهن شخص ناحق خرچ ڪيو، تنهن اسراف ڪيو. هتي انهن ٻانهن جي خرچ ڪرڻ جو حال ذڪر فرمايو وڃي ٿو ته اهي اسراف ۽ اقتار جي ٻنهي خراب طريقن کان بچن ٿا. ف۱۲۱ عبدالملڪ بن مروان، حضرت عمر بن عبدالعزيز رضی اللہ تعالیٰ عنه سان پنهنجي نياڻي جي نڪاح ڪرائڻ وقت خرچ جو تفصيل معلوم ڪيو. حضرت عمر بن عبدالعزيز رضی اللہ تعالیٰ عنه فرمايو ته نيڪي ٻن براين جي وچالي آهي. هن مان مُراد هي هئي ته خرچ ۾ وچٿرو هجڻ نيڪي آهي ۽ اهو اسراف ۽ اقتار جي وچ ۾ آهي، جيڪي ٻئي برايون آهن. ان مان عبدالملڪ ڄاتو ته اهو هن آيت جي مضمون جي طرف اشارو ڪري ٿو. مفسرن جو قول آهي ته هن آيت ۾ جن سڳورن جو ذڪر آهي، سي حضور پرنور محبوب سيد عالم صلی اللہ تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جا اصحاب ڪرام آهن، جيڪي نه لذت ۽ عيش وعشرت جي لاءِ کائيندا هئا، نه خوبصورتي ۽ زينت جي لاءِ پهريندا هئا، بک روڪڻ ۽ اگهڙ ڍڪڻ، سردي ۽ گرمي جي تڪليف کان بچڻ ايترو انهن جو مقصد هو. ف۱۲۲ شرڪ کان آزاد ۽ بيزار آهن. ف۱۲۳ ۽ ان جو خون مباح نه ڪيائين، جيئن ته مؤمن ۽ واعدي وارن کي. ف۱۲۴ صالحن کان انهن ڪبيرن گناهن جي نفي فرمائڻ ۾ ڪافرن تي اپارڻ آهي، جيڪي انهن براين ۾ گرفتار هئا. ف۱۲۵ يعني اهو شرڪ جي عذاب ۾ به گرفتار ٿيندو ۽ انهن گناهن جو عذاب ان عذاب تي اجا زياده ڪيو ويندو. ف۱۲۶ شرڪ ۽ ڪبيرن گناهن کان. ف۱۲۷ حضور محبوب سيد الڪونين صلی اللہ تعالیٰ عليه وآله وسلم جن تي. ف۱۲۸ يعني توبه کان پوءِ نيڪي اختيار ڪري. ف۱۲۹ يعني برائي ڪرڻ کان پوءِ نيڪي جي توفيق ڏيئي ڪري يا هي معنيٰ ته براين کي توبه سان مٽائيندو ۽ انهن جي جڳهه ايمان ۽ طاعت وغيره نيڪيون ثابت فرمائيندو (مدارڪ). مسلم جي حديث ۾ آهي ته قيامت جي ڏينهن هڪ شخص حاضر ڪيو ويندو. ملائڪ الله تعالیٰ جي حڪم سان سندس صغيره گناهه هڪ هڪ ڪري ڪيس ياد ڏياريندا، اهو اقرار ڪندو ويندو ۽ پنهنجن وڏن گناهن جي پيش ٿيڻ کان ڊڄندو هوندو. ان کان پوءِ چيو ويندو ته هر هڪ برائي جي عيوض تو کي نيڪي ڏني وئي. اهو بيان فرمائيندي محبوب سيد عالم صلی اللہ تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کي الله تعالیٰ جي بنده نوازي ۽ ان جي ڪرم جي شان تي خوشي ٿي ۽ چهره اقدس تي خوشي کان تبسم جا نشان ظاهر ٿيا.

إِلَى اللّٰهِ مَتَابًا ﴿٧١﴾ وَالَّذِيْنَ لَا يَشْهَدُوْنَ الزُّوْرَ ۙ وَإِذَا مَرُّوْا بِاللَّغْوِ

جيئن موٽڻ گهربو هو. ۽ جيڪي ڪوڙي شاهدي نه ٿا ڏين ف١٣٠ ۽ جڏهن بيهودگي وٽان لنگهندا آهن ته پنهنجي عزت

مَرُّوْا كِرَامًا ﴿٧٢﴾ وَالَّذِيْنَ إِذَا ذُكِّرُوْا بِاٰيٰتِ رَبِّهِمْ لَمْ يَخِرُّوْا عَلَيْهَا

سنڀالي لنگهي ويندا آهن. ف١٣١ ۽ اهي جو جڏهن انهن کي سندن رب جون آيتون ياد ڏياريون وڃن ته انهن تي ف١٣٢ ٻوڙا

صُمًّا وَّعُمْيَانًا ﴿٧٣﴾ وَالَّذِيْنَ يَقُوْلُوْنَ رَبَّنَا هَبْ لَنَا مِنْ أَزْوَاجِنَا

انڌا ٿي ڪري نٿا ڪرندا آهن ف١٣٣ ۽ اهي جيڪي عرض ڪندا آهن ته اي اسان جا رب اسان کي ڏي اسان جي زالن

وَذُرِّيّٰتِنَا قُرَّةَ أَعْيُنٍ وَّاجْعَلْنَا لِلْمُتَّقِيْنَ إِمَامًا ﴿٧٤﴾ أُولٰٓئِكَ

۽ اسان جي اولاد مان اکين جي ٺڌائي ف١٣٤ ۽ اسان کي پرهيزگارن جو اڳواڻ بڻاءِ ف١٣٥ انهن کي جنت جو سڀ کان

يُجْزَوْنَ الْغُرْفَةَ بِمَا صَبَرُوْا وَيُلَقَّوْنَ فِيْهَا تَحِيَّةً وَّسَلٰمًا ﴿٧٥﴾

اُچو بالاخانو انعام ملندو سندن صبر جي بدلي ۽ اتي سندن استقبال ٿيندو ڪيڪار ۽ سلام سان ف١٣٦

خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ۭ حَسُنَتْ مُسْتَقَرًّا وَّمُقَامًا ﴿٧٦﴾ قُلْ مَا يَعْبَؤُا

سدائين ان ۾ رهندا ڪهڙي نه سٺي رهڻ ۽ ٽڪڻ جي جاءِ آهي. تون فرماءِ ف١٣٧ توهان جي ڪا اهميت ڪانه

بِكُمْ رَبِّيْ لَوْلَا دُعَآؤُكُمْ ۚ فَقَدْ كَذَّبْتُمْ فَسَوْفَ يَكُوْنُ لِزَامًا ﴿٧٧﴾

آهي منهنجي رب وٽ جيڪڏهن توهان جي پوڄا ذڪيو پر توهان ڪوڙو چيو ف١٣٨ پوءِ اجهو ٿيندو اهو عذاب جيڪو چنبڙي رهندو ف١٣٩

سُوْرَةُ الشُّعَرَآءِ مَكِّيَّةٌ ٢٦ — ٤٧ | بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ | اٰيَاتُهَا ٢٢٧ — رُكُوْعَاتُهَا ١١

سورة شعراء مڪي آهي ان ۾ ٻه سو ستاويهه آيتون ۽ يارهن رڪوع آهن. الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان شروع ف١

طٰسٓمٓ ﴿١﴾ تِلْكَ اٰيٰتُ الْكِتٰبِ الْمُبِيْنِ ﴿٢﴾ لَعَلَّكَ بَاخِعٌ نَّفْسَكَ أَلَّا

هي آيتون آهن روشن ڪتاب جون. ف٢ متان تون پاڻ کي قربان ڪري ويهين انهن جي

يَكُوْنُوْا مُؤْمِنِيْنَ ﴿٣﴾ إِنْ نَّشَأْ نُنَزِّلْ عَلَيْهِمْ مِّنَ السَّمَآءِ اٰيَةً فَظَلَّتْ

ايمان نه آڻڻ جي ڏک ۾ ف٣ جيڪڏهن اسان چاهيون ته آسمان کان انهن تي ڪا نشاني لاهيون جو انهن جا اُچا ڳاٽ

أَعْنَاقُهُمْ لَهَا خٰضِعِيْنَ ﴿٤﴾ وَمَا يَأْتِيْهِمْ مِّنْ ذِكْرٍ مِّنَ الرَّحْمٰنِ مُحْدَثٍ

سندس درگاهه ۾ جهڪي وڃن. ف٤ ۽ نه ٿي اچي رحمٰن جي طرف کان انهن وٽ ڪا نصيحت

إِلَّا كَانُوْا عَنْهُ مُعْرِضِيْنَ ﴿٥﴾ فَقَدْ كَذَّبُوْا فَسَيَأْتِيْهِمْ أَنْبٰٓؤُا

مگر ان کان منهن ڦيرائن ٿا. ف٥ پوءِ بيشڪ انهن ڪوڙو چيو اجهو انهن تي اچن ٿيون سندن

ف١٣٠ ۽ ڪوڙن جي مجلس کان الڳ رهن ٿا ۽ انهن سان ميل جول نه ٿا رکن.

ف١٣١ ۽ پنهنجو پاڻ کي لغو ۽ باطل سان ملوث نه ٿا ٿيڻ ڏين. اهڙين مجلسن کان مُنهن موڙين ٿا.

ف١٣٢ غفلت جي طريقي سان.

ف١٣٣ جو نه سوچن ۽ نه سمجهن بلڪ هوش سان ٻُڌن ٿا ۽ بصيرت جي اکين سان ڏسن ٿا ۽ ان نصيحت مان نصيحت قبول ڪن ٿا، فائدو حاصل ڪن ٿا ۽ انهن آيتن تي فرمانبردارانه عمل ڪرن ٿا.

ف١٣٤ يعني فرحت ۽ سُرور. مُراد هي آهي ته اسان کي گهر واريون ۽ اولاد نيڪ صالح پرهيزگار عطا فرماءِ، جو انهن جا سهڻا عمل ۽ انهن جي اطاعتِ خدا ۽ اطاعتِ رسول ڏسي ڪري اسان جون اکيون ٺڌيون ۽ دليون خوش ٿين.

ف١٣٥ يعني اسان کي اهڙو پرهيزگار ۽ اهڙو عابد ۽ خدا پرست فرماءِ جو اسان پرهيزگارن جي اڳواڻي جي قابل ٿيون ۽ ديني (اهي) ڪمن ۾ اسان جي پيروي ڪن. مسئلو:- ڪن مفسرن فرمايو ته هن ۾ دليل آهي ته ماڻهو کي ديني اڳواڻي ۽ سرداري جي رغبت ۽ طلب ڪرڻ گهرجي. هنن آيتن ۾ الله تعالىٰ پنهنجن صالح ٻانهن جون وصفون ذڪر فرمايون هن کان پوءِ سندن جزا ذڪر فرمائي وڃي ٿي.

ف١٣٦ ملائڪ تحيت ۽ تسليم سان انهن جي عزت ڪندا يا الله عزوجل انهن جي طرف سلام موڪليندو.

ع ١٧ / ٤

ف١٣٧ اي محبوب سيد الانبيآء صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن مڪي وارن کي ته.

ف١٣٨ منهنجي رسول ۽ منهنجي ڪتاب کي.

المنزل ٥

ف١٣٩ يعني عذاب دائم ۽ هلاڪت لازم.

ف١ سُورة شعرآء مڪي آهي پر ڇهن آيتن کان سواءِ، جيڪي وَالشُّعَرَآءُ يَتَّبِعُهُمُ کان شروع ٿين ٿيون. هن سورت ۾ يارهن رڪوع، ٻه سو ستاويهه آيتون، هڪ هزار ٻه سو انياسي ڪلما ۽ پنج هزار پنج سو چاليهه حرف آهن.

ف٢ يعني قرآن پاڪ جون، جنهن جو اعجاز ظاهر آهي ۽ جيڪو حق کي باطل کان ممتاز ڪرڻ وارو آهي هن کان پوءِ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن کي رحمت ۽ ڪرم جي ڪري خطاب ٿئي ٿو

ف٣ جڏهن مڪي وارن ايمان نه آندو ۽ انهن محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي تڪذيب ڪئي ته محبوب ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن تي انهن جي محرومي تمام ڳري ٿي. ان تي الله تعالىٰ هيءَ آيت نازل فرمائي ته توهان ايترو غم نه ڪريو.

ف٤ ته ڪو معصيت ۽ نافرماني سان ڪنڌ نه کڻي سگهي. ف٥ يعني هرگهڙي انهن جو ڪفر وڌندو وڃي ٿو ته جيڪا نصيحت ۽ ذڪر ۽ جيڪو وحي نازل ٿئي ٿو، اهي ان جو انڪار ڪندا هلندا وڃن ٿا.

مَا كَانُوا بِهٖ يَسْتَهْزِءُوْنَ ﴿٦﴾ اَوَلَمْ يَرَوْا اِلَى الْاَرْضِ كَمْ اَنْۢبَتْنَا فِيْهَا

مسخري جون خبرون. ف٦ ڇا انهن زمين کي نه ڏٺو ته اسان ان ۾ ڪيترا

مِنْ كُلِّ زَوْجٍ كَرِيْمٍ ﴿٧﴾ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيَةً ۭ وَمَا كَانَ اَكْثَرُهُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿٨﴾

عزت وارا جوڙا پيدا ڪيا ف٧. بيشڪ ضرور ان ۾ نشاني آهي ف٨ ۽ انهن جا گهڻا ايمان آڻڻ وارا

وَاِنَّ رَبَّكَ لَهُوَ الْعَزِيْزُ الرَّحِيْمُ ﴿٩﴾ وَاِذْ نَادٰى رَبُّكَ مُوْسٰٓى اَنِ

نه آهن. ۽ بيشڪ تنهنجو رب ضرور اهو ئي عزت وارو مهربان آهي ف٩ ۽ ياد ڪر جڏهن تنهنجي رب

ائْتِ الْقَوْمَ الظّٰلِمِيْنَ ﴿١٠﴾ قَوْمَ فِرْعَوْنَ ۭ اَلَا يَتَّقُوْنَ ﴿١١﴾ قَالَ رَبِّ

موسىٰ کي سڏ فرمايو ته ظالم ماڻهن وٽ وڃ. يعني فرعون جي قوم وٽ ف١٠ ڇا اهي نه ڊڄندا. ف١١

اِنِّىْٓ اَخَافُ اَنْ يُّكَذِّبُوْنِ ﴿١٢﴾ ۭ وَيَضِيْقُ صَدْرِيْ وَلَا يَنْطَلِقُ

عرض ڪيائين اي منهنجا رب مان ڊڄان ٿو جو اهي مون کي ڪوڙو سمجهن. ۽ منهنجو سينو تنگ ٿو ٿئي ف١٢ ۽ منهنجي زبان

لِسَانِيْ فَاَرْسِلْ اِلٰى هٰرُوْنَ ﴿١٣﴾ وَلَهُمْ عَلَيَّ ذَنْۢبٌ فَاَخَافُ اَنْ

چڱيءَ طرح نٿي هلي ف١٣ پوءِ هارون کي به رسول ڪر ف١٤ ۽ انهن جو مون تي هڪڙو الزام آهي ف١٥ پوءِ مان ڊڄان ٿو متان

يَّقْتُلُوْنِ ﴿١٤﴾ قَالَ كَلَّا ۚ فَاذْهَبَا بِاٰيٰتِنَآ اِنَّا مَعَكُمْ مُّسْتَمِعُوْنَ ﴿١٥﴾

مون کي ف١٦ قتل ڪن. فرمايائين ائين نه آهي ف١٧ تو هان ٻئي منهنجون آيتون کڻي وڃو اسان تو هان سان گڏ ٻڌون ٿا. ف١٨

فَاْتِيَا فِرْعَوْنَ فَقُوْلَآ اِنَّا رَسُوْلُ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿١٦﴾ اَنْ اَرْسِلْ

پوءِ فرعون وٽ وڃو پوءِ ان کي چئو ته اسان ٻئي ان جا رسول آهيون جيڪو سموري جهان جو رب آهي. هي ته تون اسان سان گڏ

مَعَنَا بَنِيْٓ اِسْرَاۗءِيْلَ ﴿١٧﴾ ۭ قَالَ اَلَمْ نُرَبِّكَ فِيْنَا وَلِيْدًا وَّلَبِثْتَ

بني اسرائيل کي ڇڏي ڏي ف١٩ چيائين ڇا اسان تو کي پاڻ وٽ ننڍپڻ ۾ پاليو نه هو ۽ تون اسان وٽ پنهنجي عمر جا

فِيْنَا مِنْ عُمُرِكَ سِنِيْنَ ﴿١٨﴾ وَفَعَلْتَ فَعْلَتَكَ الَّتِيْ فَعَلْتَ وَ

ڪيئي سال گذاريا ف٢٠ ۽ تو ڪيو پنهنجو اهو ڪم جيڪو تو ڪيو ف٢١ ۽ تون

اَنْتَ مِنَ الْكٰفِرِيْنَ ﴿١٩﴾ قَالَ فَعَلْتُهَآ اِذًا وَّاَنَا مِنَ الضَّاۗلِّيْنَ ﴿٢٠﴾

ناشڪر گذارن مان آهين ف٢٢. موسىٰ فرمايو مان اهو ڪم ڪيو جڏهن جو مون کي وات جي خبر نه هئي. ف٢٣

فَفَرَرْتُ مِنْكُمْ لَمَّا خِفْتُكُمْ فَوَهَبَ لِيْ رَبِّيْ حُكْمًا وَّجَعَلَنِيْ مِنَ

پوءِ مان تو هان وٽان نڪري ويس جڏهن جو تو هان کان ڊپ ٿيو ف٢٤ پوءِ منهنجي رب مون کي حڪم عطا فرمايو ف٢٥ ۽ مون کي



ع ٩ ٥

ف٦ اها سزا آهي ته بدر جي ڏينهن يا قيامت جي ڏينهن جڏهن انهن کي عذاب پهچندو، ته ڏهن انهن کي خبر پوندي ته قرآن ۽ رسول جي تڪذيب جو انجام اهو آهي. ف٧ يعني قسمن قسمن جا بهترين نفعي وارا وڻ پيدا ڪيا سي ۽ شعبي چيو ته ماڻهو زمين جي پيدا وار آهن، جيڪو جنتي آهي، اهو عزت وارو ۽ ڪريم ۽ جيڪو جهنمي آهي، اهو بد بخت بخيل آهي. ف٨ الله تعالىٰ جي ڪمال قدرت تي. ف٩ ڪافرن کان بدلو وٺي ٿو ۽ مومنن تي رحم فرمائي ٿو. ف١٠ جن ڪفر ۽ گناهن سان پنهنجين جانين تي ظلم ڪيو ۽ بني اسرائيلن کي غلام ڪري ۽ انهن کي نمونين نمونين جون تڪليفون پهچائي انهن تي ظلم ڪيو. ان قوم جو نالو قبط آهي. حضرت موسىٰ عليه السلام کي انهن جي طرف رسول ڪري موڪليو ويو، جو انهن کي سندن بد ڪرداري کان سختي سان روڪي. ف١١ الله تعالىٰ کان ۽ پنهنجين جانين کي الله تعالىٰ تي ايمان آڻي ۽ ان جي فرمانبرداري ڪري ان جي عذاب کان نه بچائيندا. ان تي حضرت موسىٰ عليه السلام بارگاهِ الاهي ۾. ف١٢ انهن جي ڪوڙو ڪرڻ سان. ف١٣ يعني گفتگو ڪرڻ ۾ ڪنهن قدر تڪليف ٿئي ٿي ان هڪ جي ڪري جيڪا زبان مبارڪ ۾ ننڍپڻ جي ڏينهن ۾ وات ۾ باهه جي ٽانڊي رکڻ سان ٿي وئي آهي. ف١٤ ته جيئن اهو رسالت جي تبليغ ۾ منهنجي مدد ڪري. جنهن وقت حضرت موسىٰ عليه السلام کي شام ۾ نبوت عطا ڪئي وئي، تنهن وقت حضرت هارون عليه السلام مصر ۾ هو. ف١٥ ته مان قبطي کي ماريو هو. ف١٦ ان جي بدلي ۾. ف١٧ توکي قتل نه ٿا ڪري سگهن ۽ الله تعالىٰ حضرت موسىٰ عليه السلام جي درخواست قبول فرمائي، حضرت هارون عليه السلام کي به نبي فرمائي ڇڏيو ۽ ٻنهي کي حڪم فرمايائين. ف١٨ جيڪي تو هان چئو ۽ جيڪي تو هان کي ڏنو وڃي. ف١٩ ته جيئن اسان انهن کي سرزمين شام ۾ وٺي وڃون. فرعون چار سو سالن تائين بني اسرائيلن کي غلام بڻائي رکيو هو ۽ ان وقت بني اسرائيلن جو تعداد ڇهه لک ٽيهه هزار هو. الله تعالىٰ جو اهو حڪم ٻڌي حضرت موسىٰ عليه السلام مصر جي طرف روانو ٿيو. ڪيس اوني ڪپڙي جو جبو پهريل هو، هٿ مبارڪ ۾ لٺ هئي، لٺ جي ڇيڙي ۾ ٿيلهي ٽنگيل هئي جنهن ۾ سفر جو طعام هو. ان شان سان پاڻ مصر ۾ پهچي پنهنجي گهر ۾ داخل ٿيو. حضرت هارون عليه السلام به اتي ئي موجود هو. پاڻ ان کي خبر ڏنائين ته الله تعالىٰ مون کي رسول فرمائي فرعون ڏانهن موڪليو آهي ۽ توکي به رسول فرمايو اٿس ته فرعون کي خدا جي طرف دعوت ڏيون اهو ٻڌي سندس والده ماجده گهٻرائجي وئي ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام کي چوڻ لڳي ته فرعون توکي قتل ڪرڻ خاطر تنهنجي تلاش ۾ آهي. جڏهن تون ان وٽ ويندين ته توکي قتل ڪندو. پر حضرت موسىٰ عليه السلام ان جي ان فرمائڻ سان نه رڪيو ۽ حضرت هارون عليه السلام کي ساڻ ڪري رات جي وقت فرعون جي دروازي تي پهتو. دروازو کڙڪايائين. پڇيائين تون ڪير آهين. نبي سڳوري فرمايو ته آءٌ موسىٰ آهيان رب العالمين جو رسول. فرعون کي خبر ڏني وئي ۽ صبح جي وقت ڪيس گهرايو ويو ۽ پاڻ اتي پهچي الله تعالىٰ جي رسالت ادا ڪيائين ۽ فرعون وٽ، جنهن حڪم پهچائڻ تي پاڻ مقرر ڪيو ويو هو، سو پهچايائين. فرعون کيس سڃاتو. ف٢٠ مفسرن چيو ٽيهه سال. ان زماني ۾ حضرت موسىٰ عليه السلام فرعون جو لباس پهريندو هو ۽ ان جي سوارين تي سوار ٿيندو هو ۽ ان جو فرزند مشهور هو. ف٢١ قبطي کي قتل ڪيو. ف٢٢ جو تون اسان جي نعمت جي شڪرگذاري نه ڪئي ۽ اسان جي هڪ ماڻهو کي قتل ڪري ڇڏيئي. ف٢٣ مان نه ڄاڻندو هيس ته مُڪ هڻڻ سان اهو شخص مري ويندو. منهنجو مارڻ ادب سيکارڻ جي لاءِ هو، نه قتل جي لاءِ. ف٢٤ ته تون مون کي قتل ڪندين ۽ مان مدين شهر ڏانهن هليو ويس. ف٢٥ مدين کان واپسي جي وقت، حڪم مان هتي يا نبوت مراد آهي يا علم.

الْمُرْسَلِيْنَ ﴿٢١﴾ وَتِلْكَ نِعْمَةٌ تَمُنُّهَا عَلَيَّ اَنْ عَبَّدْتَّ بَنِيْٓ

پيغمبرن مان ڪيائين. ۽ هي ڪا مهرباني آهي جنهن جو تون مون تي احسان ٿو ڄاڻائين جو تو غلام بنائي رکيو آهي

اِسْرَآءِيْلَ ﴿٢٢﴾ قَالَ فِرْعَوْنُ وَمَا رَبُّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٢٣﴾ قَالَ رَبُّ السَّمٰوٰتِ

بني اسرائيل کي ف٢٦. فرعون چيو ۽ سڀني جهان جو رب ڇا آهي ف٢٧ موسىٰ فرمايو رب آسمانن ۽ زمين جو

وَالْاَرْضِ وَمَا بَيْنَهُمَا ؕ اِنْ كُنْتُمْ مُّوْقِنِيْنَ ﴿٢٤﴾ قَالَ لِمَنْ حَوْلَهٗٓ اَلَا

۽ جو ڪجهه انهن جي وچ ۾ آهي جيڪڏهن توهان کي يقين هجي. ف٢٨ پنهنجي آس پاس وارن کي چيائين ڇا توهان

تَسْتَمِعُوْنَ ﴿٢٥﴾ قَالَ رَبُّكُمْ وَرَبُّ اٰبَآىِٕكُمُ الْاَوَّلِيْنَ ﴿٢٦﴾ قَالَ اِنَّ

غور سان ٻڌو نٿا ف٢٩ موسىٰ فرمايو توهان جو رب ۽ توهان جي اڳين ابن ڏاڏن جو رب ف٣٠ چيائين توهان

رَسُوْلَكُمُ الَّذِيْٓ اُرْسِلَ اِلَيْكُمْ لَمَجْنُوْنٌ ﴿٢٧﴾ قَالَ رَبُّ الْمَشْرِقِ

جو هي رسول جيڪو توهان جي طرف موڪليو ويو آهي ضرور عقل نٿو رکي ف٣١ موسىٰ فرمايو رب اوڀر ۽ اولهه جو

وَالْمَغْرِبِ وَمَا بَيْنَهُمَا ؕ اِنْ كُنْتُمْ تَعْقِلُوْنَ ﴿٢٨﴾ قَالَ لَىِٕنِ اتَّخَذْتَ

۽ جو ڪجهه انهن جي وچ ۾ آهي ف٣٢ جيڪڏهن توهان کي سمجهه هجي ف٣٣ چيائين جيڪڏهن تو مون کان سوا ۽

اِلٰهًا غَيْرِيْ لَاَجْعَلَنَّكَ مِنَ الْمَسْجُوْنِيْنَ ﴿٢٩﴾ قَالَ اَوَلَوْ جِئْتُكَ

ڪنهن ٻئي کي خدا ٺاهيو ته مان ضرور توکي قيد ڪندس ف٣٤ فرمايائين ڇا جيتر ٽيڪ مان تو وٽ ڪا روشن شيءِ

بِشَيْءٍ مُّبِيْنٍ ﴿٣٠﴾ قَالَ فَاْتِ بِهٖٓ اِنْ كُنْتَ مِنَ الصّٰدِقِيْنَ ﴿٣١﴾

آڻيان ف٣٥. چيائين پوءِ آڻ جيڪڏهن تون سچو آهين

فَاَلْقٰى عَصَاهُ فَاِذَا هِيَ ثُعْبَانٌ مُّبِيْنٌ ﴿٣٢﴾ وَّنَزَعَ يَدَهٗ فَاِذَا

پوءِ موسىٰ پنهنجي لٺ ڦٽي ڪئي ته اها ظاهر نانگ ٿي وئي ف٣٦. ۽ پنهنجو هٿ ف٣٧ ڪڍيائين ته اهو

هِيَ بَيْضَآءُ لِلنّٰظِرِيْنَ ﴿٣٣﴾ قَالَ لِلْمَلَاِ حَوْلَهٗٓ اِنَّ هٰذَا لَسٰحِرٌ

ڏسندڙن کي چمڪندڙ نظر آيو ف٣٨ چيائين پنهنجي آس پاس جي سردارن کي ته بيشڪ هي سياڻو جادوگر

عَلِيْمٌ ﴿٣٤﴾ يُّرِيْدُ اَنْ يُّخْرِجَكُمْ مِّنْ اَرْضِكُمْ بِسِحْرِهٖ ۖ فَمَاذَا

آهي. توهان کي توهان جي ملڪ مان ڪڍڻ ٿو چاهي پنهنجي جادو جي زور سان ته هاڻي توهان جي ڇا

تَاْمُرُوْنَ ﴿٣٥﴾ قَالُوْٓا اَرْجِهْ وَاَخَاهُ وَابْعَثْ فِي الْمَدَآىِٕنِ حٰشِرِيْنَ ﴿٣٦﴾

صلاح آهي ف٣٩ انهن چيو هن کي ۽ سندس ڀاءُ کي رهائي ڇڏ ۽ شهرن ۾ موڪل گڏ ڪندڙن کي.



ف٢٦ يعني ان ۾ تنهنجو ڪهڙو احسان آهي، جو تون منهنجي تربيت ڪئي ۽ ننڍپڻ ۾ مون کي رکيئي، ڪارائيئي، پهرائيئي ته ڇو ته تون منهنجي پيڇڻ جو اهو ئي سبب هو ته تو بني اسرائيلن کي غلام ڪيو، انهن جي اولاد کي قتل ڪيو، هي تنهنجو ڏاڍو ظلم ان جو سبب ٿيو جو منهنجا والدين منهنجي پرورش نه ڪري سگهيا ۽ مون کي درياءَ ۾ اڇلائڻ تي مجبور ٿيا ته پوءِ تون ايئن نه ڪرين ها ته مان پنهنجي والدين وٽ رهان ها. انهيءَ ڪري اها ڳالهه ان قابل آهي ڇا جو ءِ ان جو احسان ڄاڻايو وڃي. فرعون حضرت موسىٰ عليه السلام جي ان تقرير کان لاجواب ٿيو ۽ ان ڳالهه جو رخ تبديل ڪيو ۽ اهو گفتگو ڇڏي ٻي ڳالهه شروع ڪيائين. ف٢٧ جنهنجو تون پاڻ کي رسول ٻڌائين ٿو. ف٢٨ يعني جيڪڏهن توهان شين کي دليل سان ڄاڻڻ جي صلاحيت رکو ٿا ته پوءِ انهن شين جي پيدائش ان جي وجود جو ڪافي دليل آهي. ايقان ان علم کي چوندا آهن، جيڪو دليلن سان حاصل ٿئي، انهيءَ ڪري الله تعالىٰ جي شان ۾ موقن نه ٿو چيو وڃي. ف٢٩ ان وقت سندس چوڌاري سندس قوم جي شريفن مان پنج سؤ شخص زيورن سان سينگاريل سُنهري ڪرسين تي ويٺل هُئا، انهن کي فرعون جو هي چوڻ ڇا توهان غور سان نه ٻڌو "هن معنىٰ کان هو ته اهي زمين کي قديم سمجهندا هُئا ۽ ان جي حدوث جا انڪاري هُئا. مطلب هي هو ته جڏهن اهي شيون قديم آهن ته پوءِ انهن جي لاءِ رب جي ڪهڙي حاجت. هاڻي حضرت موسىٰ عليه السلام انهن شين سان دليل پيش ڪرڻ گهريو، جن جو حدوث ۽ جن جي فنا مُشاهدي ۾ اچي چُڪي آهي. ف٣٠ يعني جيڪڏهن توهان ٻين شين سان دليل نٿا وٺي سگهو ته پوءِ خود توهان جي نفسن سان دليل پيش ڪيو وڃي ٿو. پنهنجو پاڻ کي ڄاڻو ٿا، پيدا ٿيا آهيو، پنهنجن ابن ڏاڏن کي ڄاڻو ٿا جو اهي فنا ٿي ويا. پوءِ پنهنجي پيدائش سان ۽ انهن جي فنا سان پيدا ڪرڻ ۽ فنا ڪرڻ واري جي وجود جو ثبوت ملي ٿو. ف٣١ فرعون اهو هن ڪري چيو ته اهو پاڻ کان سواءِ ڪنهن معبود جي وجود جو قائل نه هو ۽ جيڪو ان جي معبود هجڻ جو اعتقاد نه رکي ان کي عقل کان خارج چوندو هو ۽ حقيقت ۾ اهڙي قسم جي گفتگو عاجزي جي وقت ماڻهو جي زبان تي ايندي آهي، پر حضرت موسىٰ عليه السلام هدايت ۽ ارشاد جي فرض کي پوري طريقي سان ادا ڪيو ۽ ان جي ان سموري بي معنىٰ گفتگو جي باوجود وري وڌيڪ بيان جي طرف متوجه ٿيو. ف٣٢ ڇو ته اوڀر کان سج جو اڀرڻ ۽ اولهه ۾ غروب ٿيڻ ۽ سال جي فصلن ۾ هڪ مقرر حساب تي هلڻ ۽ هوائن برساتن وغيره جا نظام اهي سڀ ان جي وجود ۽ قدرت تي دلالت ڪن ٿا. ف٣٣ هاڻي فرعون حيران ٿي ويو ۽ قدرتِ الاهي جي نشانن جي انڪار جي واٽ باقي نه رهي ۽ ڪو جواب ان کان نه ڏئي سگهيو ته پوءِ. ف٣٤ فرعون جو قيد، قتل کان به بدتر هو. ان جو جيل خانو سوڙهو هو ۽ اونداهو اونهو کڏ وهو. ان ۾ اڇلايو ويندو هو، نه اتي ڪو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو هو نه ڪجهه ڏسڻ ۾. ف٣٥ جيڪو منهنجي رسالت جو دليل هجي. ان مان مُراد معجزو آهي. ان تي فرعون. ف٣٦ لٺ نانگ ٿي آسمان جي طرف هڪ ميل جيترو اڏريو وري لهي فرعون جي طرف متوجه ٿيو ۽ چوڻ لڳو اي موسىٰ مون کي حڪم فرمايو جيڪو گهرو. فرعون گهٻرائجي ويو ۽ چيائين ان جو قسم جنهن توکي رسول بنايو هن کي پڪڙيو. حضرت موسىٰ عليه السلام ان کي هٿ مبارڪ ۾ ورتو ته پهرين وانگر لٺ ٿي وئي. فرعون چوڻ لڳو ان کان سواءِ ڪو ٻيو به معجزو آهي. پاڻ فرمايائين ها ۽ ان کي يدِ بيضا ڏيکاريائين. ف٣٧ گريبان ۾ وجهي. ف٣٨ ان مان سج جهڙا شعاع ظاهر ٿيا. ف٣٩ ڇو ته ان زماني ۾ جادو جو گهڻو رواج هو، ان ڪري فرعون خيال ڪيو ته اها ڳالهه هلي ويندي ۽ سندس قوم جا ماڻهو ان ڌوڪي ۾ اچي حضرت موسىٰ عليه السلام کان جدا ٿي ويندا ۽ سندس ڳالهه قبول نه ڪندا.

يَأْتُوكَ بِكُلِّ سَحَّارٍ عَلِيمٍ ﴿٣٧﴾ فَجُمِعَ السَّحَرَةُ لِمِيقَاتِ يَوْمٍ مَّعْلُومٍ ﴿٣٨﴾

جو اهي تووٽ وٽ اچن هر سياڻي جادوگر کي ف٤٠. پوءِ گڏ ڪيا ويا جادوگر هڪ مقرر ڏينهن جي واعدي تي ف٤١.

وَقِيلَ لِلنَّاسِ هَلْ أَنتُم مُّجْتَمِعُونَ ﴿٣٩﴾ لَعَلَّنَا نَتَّبِعُ السَّحَرَةَ

۽ ماڻهن کي چيو ويو ڇا توهان گڏ ٿيندؤ ف٤٢ شايد اسان انهن جادوگرن جي ئي پيروي

إِن كَانُوا هُمُ الْغَالِبِينَ ﴿٤٠﴾ فَلَمَّا جَاءَ السَّحَرَةُ قَالُوا لِفِرْعَوْنَ

ڪريون جيڪڏهن اهي غالب اچن. ف٤٣ پوءِ جڏهن جادوگر آيا ته فرعون کي چيائون ن

أَئِنَّ لَنَا لَأَجْرًا إِن كُنَّا نَحْنُ الْغَالِبِينَ ﴿٤١﴾ قَالَ نَعَمْ وَإِنَّكُمْ إِذًا

ڇا اسان کي ڪا مزدوري ملندي جيڪڏهن غالب اچون. چيائين هائو ۽ ان وقت توهان مهنجا

لَّمِنَ الْمُقَرَّبِينَ ﴿٤٢﴾ قَالَ لَهُم مُّوسَىٰ أَلْقُوا مَا أَنتُم مُّلْقُونَ ﴿٤٣﴾

ويجهڙا ٿي ويندؤ ف٤٤ موسىٰ انهن کي فرمايو ته ڦٽي ڪريو جيڪي توهان کي سٽڻو آهي ف٤٥.

فَأَلْقَوْا حِبَالَهُمْ وَعِصِيَّهُمْ وَقَالُوا بِعِزَّةِ فِرْعَوْنَ إِنَّا لَنَحْنُ

پوءِ انهن پنهنجون رسيون ۽ لٺيون ڦٽي ڪيون ۽ چيائون فرعون جي عزت جو قسم بيشڪ ڪاميابي اسان جي ئي

الْغَالِبُونَ ﴿٤٤﴾ فَأَلْقَىٰ مُوسَىٰ عَصَاهُ فَإِذَا هِيَ تَلْقَفُ مَا

آهي ف٤٦. پوءِ موسىٰ پنهنجي لٺ ڦٽي ڪئي ته ڏهن اها انهن جي بڻاوتن کي ڳهي وئي. ف٤٧

يَأْفِكُونَ ﴿٤٥﴾ فَأُلْقِيَ السَّحَرَةُ سَاجِدِينَ ﴿٤٦﴾ قَالُوا آمَنَّا بِرَبِّ الْعَالَمِينَ ﴿٤٧﴾

پوءِ سجدي ۾ ڪري پيا. جادوگرن چيو اسان ايمان آندو ان تي جيڪو سموري جهان جو رب آهي. جيڪو

رَبِّ مُوسَىٰ وَهَارُونَ ﴿٤٨﴾ قَالَ آمَنتُمْ لَهُ قَبْلَ أَنْ آذَنَ لَكُمْ ۖ إِنَّهُ

موسىٰ ۽ هارون جو رب آهي. فرعون چيو ڇا توهان ان تي ايمان آندو هن کان اڳ جو مان توهان کي اجازت ڏيان

لَكَبِيرُكُمُ الَّذِي عَلَّمَكُمُ السِّحْرَ فَلَسَوْفَ تَعْلَمُونَ ۚ لَأُقَطِّعَنَّ

بيشڪ اهو توهان جو وڏو آهي جنهن توهان کي جادو سيکاريو ف٤٨ اجهو توهان کي خبر پئجي ٿي ف٤٩ مون کي قسم

أَيْدِيَكُمْ وَأَرْجُلَكُم مِّنْ خِلَافٍ وَلَأُصَلِّبَنَّكُمْ أَجْمَعِينَ ﴿٤٩﴾

آهي بيشڪ مان توهان جا هٿ ۽ ٻئي طرف جا پير ڪپيندس ۽ توهان سڀني کي ڦاسي تي لٽڪائيندس ف٥٠ انهن چيو

قَالُوا لَا ضَيْرَ ۖ إِنَّا إِلَىٰ رَبِّنَا مُنقَلِبُونَ ﴿٥٠﴾ إِنَّا نَطْمَعُ أَن يَغْفِرَ لَنَا

ڪو نقصان نه آهي ف٥١ اسان پنهنجي رب جي طرف موٽڻ وارا آهيون ف٥٢ اسان کي اميد آهي ته اسان جو رب اسان جون خطائون

ف٤٠ جيڪي جادو جي علم ۾ انهن جي قول مطابق حضرت موسىٰ عليه السلام کان وڌيڪ هجن ۽ اهي ماڻهو پنهنجي جادو سان حضرت موسىٰ عليه السلام جي معجزن جو مقابلو ڪن ته جيئن حضرت موسىٰ عليه السلام جي لاءِ حجت باقي نه رهي ۽ فرعونين کي هن چوڻ جو موقعو ملي وڃي ته اهي ڪم جادو سان ٿي رهيا آهن تنهنڪري نبوت جا دليل نه آهن.

ف٤١ اهو ڏينهن فرعونين جي عيد جو هو ۽ ان مقابلي جي لاءِ ٽيرن جو وقت مقرر ڪيو ويو هو.

ف٤٢ ته جيئن ڏسو ته ٻنهي ٽولن مان ڪير غالب اچي ٿو.

ف٤٣ حضرت موسىٰ عليه السلام ۾ هن مان مقصد انهن جي جادوگرن جي تابعداري ڪرڻ نه هو بلڪ مقصد هي هو ته ان حيلي سان ماڻهن کي حضرت موسىٰ عليه السلام جي تابعداري کان روڪن.

ف٤٤ توهان کي درٻاري ڪيو ويندو، توهان کي خاص اعزاز ڏنا ويندا، سڀني کان اڳ داخل ٿيڻ جي اجازت ڏني ويندي، سڀني کان پڇاڙي تائين درٻار ۾ رهندؤ. ان کان پوءِ جادوگرن حضرت موسىٰ عليه السلام کي عرض ڪيو ته ڇا توهان پهريائين پنهنجي لٺ اڇلائيندئو يا اسان کي اجازت آهي ته اسان پنهنجو جادو جو سامان اڇلايون.

ف٤٥ ته جيئن توهان ان جو انجام ڏسو.

ف٤٦ انهن کي پنهنجي غلبي جو اطمينان هو ڇو ته جادو جي عملن ۾ جيڪي انتها درجي جا عمل هئا تن کي ڪم آندو هئائون ۽ ڪامل يقين رکندا هئا ته هاڻي ڪوئي جادو ان جو مقابلو نه ٿو ڪري سگهي.

ف٤٧ جيڪي انهن جادو ذريعي ٺاهيون هيون، يعني انهن جون رسيون ۽ لٺيون، جيڪي جادو سان بلائون ٿي ڊوڙنديون نظر ٿي آيون. حضرت موسىٰ عليه السلام جي لٺ وڏي بلا ٿي انهن سڀني کي ڳهي وئي. پوءِ ان کي حضرت موسىٰ عليه السلام پنهنجي هٿ مبارڪ ۾ ورتو ته اها لٺ ٿي وئي. جڏهن جادوگرن اهو لڪاءُ ڏٺو ته انهن کي يقين ٿي ويو ته اهو جادو نه آهي.

ف٤٨ يعني حضرت موسىٰ عليه السلام توهان جو استاد آهي، تنهن ڪري اهو توهان کان وڌي ويو.

ف٤٩ ته توهان سان ڇا ڪيو وڃي.

ف٥٠ هن مان هي مقصد هو ته عام خلق ڊڄي وڃي ۽ جادوگرن کي ڏسي ماڻهو حضرت موسىٰ عليه السلام تي ايمان نه آڻن.

ف٥١ توڙي دنيا ۾ ڪجهه به پيش اچي ته ڇو نه.

ف٥٢ ايمان سان گڏ ۽ اسان کي الله تعالىٰ کان رحمت جي اميد آهي.

ع ٣ ١٨ ٧

رَبُّنَا خَطٰيٰنَآ اَنۡ كُنَّآ اَوَّلَ الۡمُؤۡمِنِيۡنَ ﴿٥١﴾ وَاَوۡحَيۡنَآ اِلٰى مُوۡسٰٓى

بخشي ڇڏيندو ان تي جو اسان سڀني کان پهريائين ايمان آندو ۵۳. ۽ اسان موسىٰ کي وحي موڪليو ته راتو رات

اَنۡ اَسۡرِ بِعِبَادِىۡۤ اِنَّكُمۡ مُّتَّبَعُوۡنَ ﴿٥٢﴾ فَاَرۡسَلَ فِرۡعَوۡنُ فِى الۡمَدَآٮِٕنِ

منهنجي ٻانهن کي ۵۴ وٺي نڪر بيشڪ توهان جو پيڇو ٿيندو. ۵۵ پوءِ فرعون شهرن ۾ گڏ ڪرڻ وارا

حٰشِرِيۡنَ‌ ﴿٥٣﴾ اِنَّ هٰٓؤُلَاۤءِ لَشِرۡذِمَةٌ قَلِيۡلُوۡنَ ﴿٥٤﴾ وَاِنَّهُمۡ

موڪليا. ۵۶ ته بيشڪ هي هڪ ٿوري جماعت آهن. ۽ بيشڪ اهي اسان سمورن جي دل

لَنَا لَغَآٮِٕظُوۡنَ ﴿٥٥﴾ وَاِنَّا لَجَمِيۡعٌ حٰذِرُوۡنَ ﴿٥٦﴾ فَاَخۡرَجۡنٰهُمۡ مِّنۡ

ساڙڻ وارا ۵۷. ۽ بيشڪ اسان سمورا هوشيار آهيون ۵۸. پوءِ اسان انهن کي ۵۹ ٻاهر ڪڍيو باغن

جَنّٰتٍ وَّعُيُوۡنٍ ﴿٥٧﴾ وَّكُنُوۡزٍ وَّمَقَامٍ كَرِيۡمٍ ﴿٥٨﴾ كَذٰلِكَ ؕ وَاَوۡرَثۡنٰهَا

۽ چشمن مان. ۽ خزانن ۽ عمدي جاين مان. اسان ائين ئي ڪيو ۽ انهن جو وارث ڪري ڇڏيو

بَنِىۡۤ اِسۡرَآءِيۡلَ ﴿٥٩﴾ فَاَتۡبَعُوۡهُمۡ مُّشۡرِقِيۡنَ ﴿٦٠﴾ فَلَمَّا تَرَآءَ الۡجَمۡعٰنِ قَالَ

بني اسرائيل کي ۶۰. پوءِ فرعوني انهن جي پٺيان لڳا سج اڀري. پوءِ جڏهن هڪ ٻئي کي آمهون سامهون ڏٺائين ته لا ۶۱

اَصۡحٰبُ مُوۡسٰٓى اِنَّا لَمُدۡرَكُوۡنَ ۚ ﴿٦١﴾ قَالَ كَلَّا ۚ اِنَّ مَعِىَ رَبِّىۡ

موسىٰ وارن چيو اسان کي ته اچي اهي پهتا ۶۲. موسىٰ فرمايو ائين نه آهي ۶۳ بيشڪ منهنجو رب مون سان گڏ آهي

سَيَهۡدِيۡنِ ﴿٦٢﴾ فَاَوۡحَيۡنَآ اِلٰى مُوۡسٰٓى اَنِ اضۡرِبْ بِّعَصَاكَ الۡبَحۡرَ ؕ

اهو اجهو مون کي راهه ڏيکاريندو. پوءِ اسان موسىٰ کي وحي فرمايو ته درياءَ تي پنهنجي لٺ هڻ ۶۴

فَانفَلَقَ فَكَانَ كُلُّ فِرۡقٍ كَالطَّوۡدِ الۡعَظِيۡمِ ۚ ﴿٦٣﴾ وَاَزۡلَفۡنَا ثَمَّ

تڏهن درياءُ چيرجي پيو ۶۵ پوءِ هر حصو ڄڻ وڏو جبل ٿيو ۽ پهاڙ ۶۶. ۽ اسان اتي ويجهو آندو ٻين کي

الۡاٰخَرِيۡنَ‌ ۚ ﴿٦٤﴾ وَاَنۡجَيۡنَا مُوۡسٰى وَمَنۡ مَّعَهٗۤ اَجۡمَعِيۡنَ‌ ۚ ﴿٦٥﴾

۶۷. ۽ اسان بچايو ورتو موسىٰ ۽ ان جي ساٿ وارن کي ۶۸. پوءِ

ثُمَّ اَغۡرَقۡنَا الۡاٰخَرِيۡنَ ؕ ﴿٦٦﴾ اِنَّ فِىۡ ذٰلِكَ لَاٰيَةً‌ ؕ وَمَا كَانَ اَكۡثَرُهُمۡ

ٻين کي ٻوڙي ڇڏيوسين ۶۹ بيشڪ ان ۾ ضرور نشاني آهي ۷۰ ۽ انهن ۾ گهڻا مسلمان

مُّؤۡمِنِيۡنَ ﴿٦٧﴾ وَاِنَّ رَبَّكَ لَهُوَ الۡعَزِيۡزُ الرَّحِيۡمُ ﴿٦٨﴾ وَاتۡلُ عَلَيۡهِمۡ نَبَاَ

نه هئا. ۷۱ ۽ بيشڪ توهان جو رب اهو ئي عزت وارو ۷۲ مهربان آهي. ۷۳ ۽ انهن کي پڙهي ٻڌايو ابراهيم جي خبر

ع ٤ ١٧ ٨



۵۳ فرعون جي رعيت مان ڪي ان ميڙ جي حاضرين مان هن واقعي کان پوءِ حضرت موسىٰ عليه السلام ڪيترائي سال اتي اقامت فرمائي ۽ انهن ماڻهن کي حق جي دعوت ڏيندا رهيا پر انهن جي سرڪشي وڌندي وئي. ۵۴ يعني بني اسرائيلن کي مصر مان. ۵۵ فرعون ۽ سندس لشڪر پيڇو ڪندا ۽ توهان جي پويان درياءَ ۾ داخل ٿيندا. اسان توهان کي ڇوٽڪارو ڏيندا سون ۽ انهن کي ٻوڙيندا سون. ۵۶ لشڪرن کي گڏ ڪرڻ جي لاءِ. جڏهن لشڪر گڏ ٿي ويا ته انهن جي گهڻائي جي مقابلي ۾ بني اسرائيلن جو تعداد ٿورو معلوم ٿيڻ لڳو. اهڙي طرح فرعون، بني اسرائيلن جي متعلق چيو ۵۷ اسان جي مخالفت ڪري ۽ اسان جي اجازت کان سواءِ اسان جي سرزمين مان نڪري. ۵۸ تيار آهيون، هشيار بند آهيون. ۵۹ يعني فرعونين کي. ۶۰ فرعون ۽ سندس قوم جي ٻڏڻ کان پوءِ. ۶۱ ۽ انهن مان هر هڪ ٻئي کي ڏٺو. ۶۲ هاڻي اهي اسان تي قابو ٿيندا ۽ نه اسان انهن جي مقابلي جي طاقت رکون ٿا ۽ نه ورڻ جي جاءِ آهي ڇو ته اڳيان درياءُ آهي. ۶۳ الله تعالىٰ جي واعدي تي پورو ڀروسو آهي ۶۴ اهڙي حضرت موسىٰ عليه السلام پنهنجي لٺ درياءَ ۾ هڻي. ۶۵ ۽ ان جا ٻارهن حصا ظاهر ٿيا ۶۶ ۽ انهن جي وچ ۾ سڪل رستا. ۶۷ يعني فرعون ۽ فرعونين کي ايستائين جو اهي بني اسرائيلن جي رستن ۾ هلڻ لڳا جيڪي انهن جي لاءِ درياءَ ۾ الله تعالىٰ جي قدرت سان پيدا ٿيا هئا. ۶۸ درياءَ مان سلامت ڪڍي ڪري. ۶۹ يعني فرعون ۽ سندس قوم کي، هن طرح ته جڏهن سمورا بني اسرائيل درياءَ مان ٻاهر ٿي ويا ۽ سمورا فرعوني درياءَ ۾ اچي ويا ته پوءِ درياءَ حڪم الاهي سان ملي ويو ۽ معمول مطابق ٿي ويو ۽ فرعون پنهنجي قوم سميت ٻڏي ويو. ۷۰ الله تعالىٰ جي قدرت تي ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام جو معجزو آهي. ۷۱ يعني مصر وارن ۾ صرف آسيه فرعون جي گهرواري ۽ حزقيل، جنهن کي مؤمن آلِ فرعون چوندا آهن. اهو پنهنجو ايمان لڪائيندو رهندو هو ۽ فرعون جو سوٽ هو ۽ مريم، جنهن حضرت يوسف عليه السلام جي قبر جو نشان ٻڌايو هو. تڏهن حضرت موسىٰ عليه السلام ان جي تابوت مبارڪ کي درياءَ مان ڪڍيو. ۷۲ جو ان ڪافرن کي ٻوڙي، انهن کان بدلو ورتو. ۷۳ مؤمنن تي، جن کي ٻڏڻ کان ڇوٽڪارو ڏنائين.

وقف لازم

إِبْرٰهِيْمَ ﴿٦٩﴾ إِذْ قَالَ لِاَبِيْهِ وَقَوْمِهٖ مَا تَعْبُدُوْنَ ﴿٧٠﴾ قَالُوْا نَعْبُدُ

و٧٤. جڏهن ان پنهنجي پيءُ ۽ پنهنجي قوم کي فرمايو توهان ڇا ٿا پوڄيو و٧٥. چيائون اسان بُتن جي پوڄا

اَصْنَامًا فَنَظَلُّ لَهَا عٰكِفِيْنَ ﴿٧١﴾ قَالَ هَلْ يَسْمَعُوْنَكُمْ اِذْ تَدْعُوْنَ ﴿٧٢﴾

ڪريون ٿا پوءِ انهن جي آڏو گوڏا ڄمڪائي ويهون ٿا. فرمايائين ڇا اهي توهان جي ٻُڌندا آهن، جڏهن

اَوْ يَنْفَعُوْنَكُمْ اَوْ يَضُرُّوْنَ ﴿٧٣﴾ قَالُوْا بَلْ وَجَدْنَآ اٰبَآءَنَا كَذٰلِكَ

توهان سڏيو. يا توهان جو ڪو نفعو نقصان ڪندا آهن. و٧٦ چيائون بلڪ اسان پنهنجن ابن ڏاڏن

يَفْعَلُوْنَ ﴿٧٤﴾ قَالَ اَفَرَءَيْتُمْ مَّا كُنْتُمْ تَعْبُدُوْنَ ﴿٧٥﴾ اَنْتُمْ وَاٰبَآؤُكُمُ

کي ائين ئي ڪندي ڏٺو آهي. فرمايائين ته ڇا توهان ڏسو ٿا هي جن جي توهان پوڄا ڪري رهيا آهيو. توهان

الْاَقْدَمُوْنَ ﴿٧٦﴾ فَاِنَّهُمْ عَدُوٌّ لِّيْٓ اِلَّا رَبَّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٧٧﴾ الَّذِيْ خَلَقَنِيْ

۽ توهان جا اڳيان ابا ڏاڏا. و٧٧ بيشڪ اهي سڀ منهنجا دشمن آهن و٧٨ مگر پروردگار عالم. و٧٩

فَهُوَ يَهْدِيْنِ ﴿٧٨﴾ وَالَّذِيْ هُوَ يُطْعِمُنِيْ وَيَسْقِيْنِ ﴿٧٩﴾ وَاِذَا مَرِضْتُ

اهو جنهن مون کي پيدا ڪيو و٨٠ پوءِ اهو مون کي واٽ ڏيندو. و٨١ ۽ اهو جيڪو مون کي کارائي ۽ پياري ٿو و٨٢

فَهُوَ يَشْفِيْنِ ﴿٨٠﴾ وَالَّذِيْ يُمِيْتُنِيْ ثُمَّ يُحْيِيْنِ ﴿٨١﴾ وَالَّذِيْٓ اَطْمَعُ

۽ جڏهن مان بيمار ٿيان ته مون کي شفا ڏئي ٿو. و٨٣ ۽ اهو مون کي وفات ڏيندو ۽ پوءِ مون کي جيارينڊو. و٨٤

اَنْ يَّغْفِرَ لِيْ خَطِيْٓئَتِيْ يَوْمَ الدِّيْنِ ﴿٨٢﴾ رَبِّ هَبْ لِيْ حُكْمًا وَّاَلْحِقْنِيْ

۽ اهو جنهن ۾ مان اميد رکان ٿو ته قيامت جي ڏينهن منهنجون خطائون بخشيندو. و٨٥ اي منهنجا رب مون کي حڪم

بِالصّٰلِحِيْنَ ﴿٨٣﴾ وَاجْعَلْ لِّيْ لِسَانَ صِدْقٍ فِي الْاٰخِرِيْنَ ﴿٨٤﴾ وَ

عطا ڪر و٨٦ ۽ مون کي انهن سان ملاءِ جيڪي تنهنجي خاص قرب جي لائق آهن و٨٧ ۽ منهنجي سچي ناموري پوين ۾ قائم رک

اجْعَلْنِيْ مِنْ وَّرَثَةِ جَنَّةِ النَّعِيْمِ ﴿٨٥﴾ وَاغْفِرْ لِاَبِيْٓ اِنَّهٗ كَانَ مِنَ

و٨٨ ۽ مون کي انهن مان ڪر جيڪي آرام جي باغن جا وارث آهن. و٨٩ ۽ منهنجي پيءُ کي بخش

الضَّآلِّيْنَ ﴿٨٦﴾ وَلَا تُخْزِنِيْ يَوْمَ يُبْعَثُوْنَ ﴿٨٧﴾ يَوْمَ لَا يَنْفَعُ

و٩٠ بيشڪ اهو گمراهه آهي. ۽ مون کي خوار نه ڪر، جنهن ڏينهن سڀ اٿاريا ويندا. و٩١ جنهن

مَالٌ وَّلَا بَنُوْنَ ﴿٨٨﴾ اِلَّا مَنْ اَتَى اللّٰهَ بِقَلْبٍ سَلِيْمٍ ﴿٨٩﴾ وَاُزْلِفَتِ

ڏينهن نه مال ڪم ايندو نه پٽ. مگر جيڪو الله جي حضور حاضر ٿيو سلامت رهيل دل کڻي و٩٢ ۽ ويجهي ڪئي ويندي



و٧٤ يعني مُشرڪن تي.

و٧٥ حضرت ابراهيم عليه السلام ڄاڻيندو هو ته اهي ماڻهو بُت پرست آهن، ان جي باوجود سندس سوال فرمائڻ هن ڪري هو ته جيئن انهن کي ڏيکاري ته جن شين کي اهي پوڄن ٿا، اهي ڪنهن به طرح ان جا لائق نه آهن.

و٧٦ جڏهن اهي ڪجهه نه آهن ته پوءِ انهن کي توهان معبود ڪهڙي طرح قرار ڏنو.

و٧٧ نه اهي علم رکن ٿا نه قدرت، نه ڪجهه ٻُڌن ٿا، نه ورري نفعو يا نقصان پهچائي سگهن ٿا.

و٧٨ مان انهن جو پوڄڻ پسند نه ٿو ڪري سگهان.

و٧٩ منهنجو پالڻهار آهي، منهنجو ڪارڳير آهي، مان ان جي عبادت ڪريان ٿو، اهو عبادت جي لائق آهي، ان جون وصفون هي آهن.

و٨٠ نيست مان هست فرمايائين ۽ پنهنجي طاعت جي لاءِ بڻايائين.

و٨١ دوستي جي آداب جي، جهڙي اڳ ۾ هدايت فرمائي چڪو آهي دنيا ۽ دين جي مصلحتن جي.

و٨٢ ۽ مون کي روزي ڏيڻ وارو آهي.

و٨٣ منهنجا مرض دور ڪري ٿو. ابن عطا چيو معنيٰ هي آهي ته جڏهن مان خلق جي نظر کان بيمار ٿيان ٿو ته حق جي مشاهدي سان مون کي شفا عطا فرمائي ٿو.

و٨٤ موت ۽ زندگي ان جي قدرت جي قبضي ۾ آهي.

و٨٥ نبي سڀ معصوم آهن، گناهه انهن کان صادر نه ٿا ٿين، انهن جو استغفار پنهنجي رب جي حضور ۾ نوڙت آهي ۽ امت جي لاءِ بخشش جي طلب جي تعليم آهي. حضرت ابراهيم عليه الصلوٰة والسلام جو انهن الاهي صفتن کي بيان ڪرڻ پنهنجي قوم تي حجت قائم ڪرڻ آهي ته معبود اهو ئي ٿي سگهي ٿو جنهن جون اهي صفتون هجن.

و٨٦ حڪم مان مراد يا ته علم آهي يا حڪمت يا نبوت.

و٨٧ يعني نبي سڀ ۽ سندس اها دعا قبول پئي. جهڙي طرح الله تعاليٰ فرمائي ٿو وَاِنَّهٗ فِي الْاٰخِرَةِ لَمِنَ الصّٰلِحِيْنَ.

و٨٨ يعني انهن امتن ۾، جيڪي مون کان پوءِ اچن، اهڙي طرح الله تعاليٰ انهن کي هي عطا فرمايو ته سڀ دين وارا محبت ڪن ٿا ۽ سندس تعريف ڪن ٿا.

و٨٩ جن کي تون جنت عطا فرمائيندين.

و٩٠ توبهه ۽ ايمان عطا فرمائي ۽ اها دعا پاڻ هن ڪري فرمايائين ته جُدائي جي وقت سندس والد ساڻس ايمان آڻڻ جو واعدو ڪيو هو. جڏهن ظاهر ٿي ويو ته اهو خدا جو دُشمن آهي، ان جو وعدو ڪوڙو هو ته پوءِ پاڻ ان کان بيزار ٿي ويو، جيئن سورة توبهه ۾ آهي مَا كَانَ اسْتِغْفَارُ اِبْرٰهِيْمَ لِاَبِيْهِ اِلَّا عَنْ مَّوْعِدَةٍ وَّعَدَهَآ اِيَّاهُ فَلَمَّا تَبَيَّنَ لَهٗٓ اَنَّهٗ عَدُوٌّ لِّلّٰهِ تَبَرَّاَ مِنْهُ. و٩١ يعني قيامت جي ڏينهن. و٩٢ جيڪو شرڪ، ڪفر ۽ نفاق کان پاڪ هجي، تنهن کي سندس مال به نفعو ڏيندو، جيڪو خدا جي واٽ ۾ خرچ ڪيو هجي ۽ اولاد به جيڪا صالح هجي، جيئن ته حديث شريف ۾ آهي ته جڏهن ماڻهو مرندو آهي ته هن ان جا عمل منقطع ٿي ويندا آهن سواءِ ٽن عملن جي هڪ جاري صدقو، ٻيو اهو مال جنهن سان ماڻهو نفعو حاصل ڪن، ٽيون نيڪ اولاد، جيڪا ان جي لاءِ دُعا گهري.

الْجَنَّةُ لِلْمُتَّقِيْنَ ﴿۹۰﴾ وَبُرِّزَتِ الْجَحِيْمُ لِلْغٰوِيْنَ ﴿۹۱﴾ وَقِيْلَ لَهُمْ اَيْنَمَا

جنت پرهيزگارن لاءِ و۹۳ ۽ دوزخ کي ظاهر ڪيو ويندو گمراهن جي واسطي ۽ انهن کي چيو ويندو و۹۴

كُنْتُمْ تَعْبُدُوْنَ ﴿۹۲﴾ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ ؕ هَلْ يَنْصُرُوْنَكُمْ اَوْ يَنْتَصِرُوْنَ ﴿۹۳﴾

ڪٿي آهن اهي جن جي توهان پوڄا ڪندا هيوُ. الله کان سواءِ ڇا اهي توهان جي مدد ڪندا و۹۵ يا بدلو وٺندا.

فَكُبْكِبُوْا فِيْهَا هُمْ وَالْغَاوٗنَ ﴿۹۴﴾ وَجُنُوْدُ اِبْلِيْسَ اَجْمَعُوْنَ ﴿۹۵﴾ قَالُوْا

پوءِ اونڌا ڪيا ويا جهنم ۾ اُهي سڀ ۽ سڀ گمراه. و۹۶ ۽ ابليس جا سڀ لشڪر. و۹۷ چوندا

وَهُمْ فِيْهَا يَخْتَصِمُوْنَ ﴿۹۶﴾ تَاللّٰهِ اِنْ كُنَّا لَفِيْ ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ ﴿۹۷﴾ اِذْ

۽ اهي هڪ ٻئي سان ان ۾ جهڳڙو ڪندا هوندا. خدا جو قسم بيشڪ اسان کلي گمراهي ۾ هئاسين. جڏهن جو توهان کي

نُسَوِّيْكُمْ بِرَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿۹۸﴾ وَمَاۤ اَضَلَّنَاۤ اِلَّا الْمُجْرِمُوْنَ ﴿۹۹﴾ فَمَا لَنَا

رب العالمين جي برابر ٺهرائيندا هئاسين. ۽ اسان کي گمراه نه ڪيو مگر مجرمن و۹۸ پوءِ هاڻي اسان جو ڪو سفارشي

مِنْ شَافِعِيْنَ ﴿۱۰۰﴾ وَلَا صَدِيْقٍ حَمِيْمٍ ﴿۱۰۱﴾ فَلَوْ اَنَّ لَنَا كَرَّةً فَنَكُوْنَ

ڪونهي. و۹۹ ۽ نه ڪو غمخوار دوست و۱۰۰ پوءِ ڪنهن طرح اسان جو موٽڻ ٿئي ها و۱۰۱ ته اسان مسلمان

مِنَ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿۱۰۲﴾ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيَةً ؕ وَمَا كَانَ اَكْثَرُهُمْ

ٿي وڃون ها. بيشڪ ان ۾ ضرور نشاني آهي. ۽ انهن ۾ گهڻا ايمان وارا نه هئا

مُّؤْمِنِيْنَ ﴿۱۰۳﴾ وَاِنَّ رَبَّكَ لَهُوَ الْعَزِيْزُ الرَّحِيْمُ ﴿۱۰۴﴾ كَذَّبَتْ قَوْمُ نُوْحِ

۽ بيشڪ تنهنجو رب اهو عزت وارو مهربان آهي. نوح جي قوم پيغمبرن کي ڪوڙو

الْمُرْسَلِيْنَ ﴿۱۰۵﴾ اِذْ قَالَ لَهُمْ اَخُوْهُمْ نُوْحٌ اَلَا تَتَّقُوْنَ ﴿۱۰۶﴾ اِنِّيْ لَكُمْ

چيو. و۱۰۲ جڏهن ته انهن کي سندن هم قوم نوح چيو ڇا توهان ڊڄو نه ٿا. و۱۰۳ بيشڪ مان توهان جي لاءِ

رَسُوْلٌ اَمِيْنٌ ﴿۱۰۷﴾ فَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاَطِيْعُوْنِ ﴿۱۰۸﴾ وَمَاۤ اَسْـَٔلُكُمْ عَلَيْهِ مِنْ

الله جو موڪليل امين آهيان و۱۰۴. پوءِ الله کان ڊڄو ۽ منهنجو حڪم مڃيو و۱۰۵ ۽ ان تي مان توهان کان ڪا مزدوري

اَجْرٍ ۚ اِنْ اَجْرِيَ اِلَّا عَلٰى رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿۱۰۹﴾ فَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاَطِيْعُوْنِ ﴿۱۱۰﴾

نه ٿو گهران. منهنجو اجر ته انهيءَ تي آهي جيڪو سموري جهان جو رب آهي. پوءِ الله کان ڊڄو ۽ منهنجو حڪم مڃيو.

قَالُوْۤا اَنُؤْمِنُ لَكَ وَاتَّبَعَكَ الْاَرْذَلُوْنَ ﴿۱۱۱﴾ قَالَ وَمَا عِلْمِيْ بِمَا

چيائون ڇا اسان تو تي ايمان آڻيون حالانڪ تنهنجي پٺيان ڪمينا لڳل آهن و۱۰۶ فرمايائين مون کي ڪهڙي خبر انهن جا

ع ۵ ۳۶ ۹

و۹۳ جوان کي ڏسندا.

و۹۴ جهڙڪ ۽ ملامت جي طريقي سان سندن شرڪ ۽ ڪفر تي.

و۹۵ عذاب الاهي کان بچائي ڪري.

و۹۶ يعني سندن بُت ۽ سندن پوڄاري سڀ اونڌا ڪري جهنم ۾ اڇلايا ويندا.

و۹۷ يعني ان جي تابعداري ڪرڻ وارا جن هجن يا انسان. ڪن مفسرن چيو ته شيطان جي لشڪر مان ان جي اولاد مُراد آهي.

و۹۸ جن بُت پرستي جي دعوت ڏني يا اهي اڳيان ماڻهو، جن جي اسان تابعداري ڪئي يا شيطان ۽ سندس اولاد.

و۹۹ جهڙي طرح مومنن جي لاءِ نبي سڳورا ۽ ولي سڳورا، ملائڪ ۽ مؤمن شفاعت ڪرڻ وارا آهن.

و۱۰۰ جيڪو ڪم اچي. اها ڳالهه ڪافر ان وقت چوندا، جڏهن ڏسندا ته نبي ۽ ولي سڳورا، ملائڪ ۽ صالح ۽ ايمان وارن جي شفاعت ڪري رهيا آهن ۽ انهن جون دوستيون ڪم اچي رهيون آهن. حديث شريف ۾ آهي ته جنتي چوندو ته منهنجي فلاڻي دوست جو ڇا حال آهي ۽ اهو دوست گناهن جي ڪري جهنم ۾ هوندو. الله تعالیٰ فرمائيندو ته ان جي دوست کي ڪڍو ۽ جنت ۾ داخل ڪريو ته پوءِ جيڪي ماڻهو جهنم ۾ باقي رهجي ويندا، سي هي چوندا ته اسان جو ڪو سفارشي نه آهي ۽ نه ڪو غمخوار دوست. حسن رحمه الله تعالیٰ فرمايو ايماندار دوست وڌايو ڇو ته اهي قيامت جي ڏينهن شفاعت ڪندا.

و۱۰۱ دنيا ۾. و۱۰۲ يعني نوح عليه السلام جي تڪذيب سڀني پيغمبرن جي تڪذيب آهي ڇو ته دين سڀني رسولن جو هڪ آهي ۽ هر هڪ نبي ماڻهن کي سڀني نبين سڳورن تي ايمان آڻڻ جي دعوت ڏني ٿو. و۱۰۳ الله تعالیٰ کان ته ڪفر ۽ گناه ڇڏيو. و۱۰۴ ان جي وحي ۽ رسالت جي تبليغ تي ۽ سندس امانت سندس قوم کي ثابت هئي، جهڙي طرح محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم جن جي امانت تي عربن کي اتفاق هو. و۱۰۵ جيڪو مان توحيد، ايمان ۽ طاعتِ الاهي جي متعلق ڏيان ٿو. و۱۰۶ هي ڳالهه انهن غرور سان چئي. غريبن وٽ ويهڻ انهن کي پسند نه هو، ان ۾ اهي پنهنجي شان جو نقص سمجهندا هئا. ان ڪري ايمان جهڙي نعمت کان محروم رهيا. ڪميني مان مراد انهن جا غريب ۽ ڏتڙي وارا ماڻهو هئا ۽ انهن کي رذيل ۽ ڪمينو چوڻ اِهو ڪافرن جو متڪبرانه عمل هو، ورنه حقيقت ۾ صنعت ۽ ڏتڙ دين جي حيثيت کان ماڻهوءَ کي ذليل نه ٿو ڪري. غنا اصل ۾ ديني غنا (شاهوڪاري) آهي ۽ نسب تقویٰ جو نسب. مسئلو:- مومن کي رذيل چوڻ جائز نه آهي ڀلي اهو ڪيترو محتاج ۽ مفلس هجي يا اهو ڪنهن به نسب جو هجي (مدارڪ).

كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿١١٢﴾ اِنْ حِسَابُهُمْ اِلَّا عَلٰى رَبِّيْ لَوْ تَشْعُرُوْنَ ﴿١١٣﴾ وَ

ڪهڙا ڪم آهن ون١٠٧. انهن جو حساب ته منهنجي رب تي آهي ون١٠٨ جيڪڏهن توهان کي احساس هجي ون١٠٩ ۽ مان

مَآ اَنَا بِطَارِدِ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿١١٤﴾ اِنْ اَنَا اِلَّا نَذِيْرٌ مُّبِيْنٌ ﴿١١٥﴾ قَالُوْا لَئِنْ

مسلمانن کي پري ڪيڻ وارو نه آهيان ون١١٠ مان ته نه آهيان مگر ڊيڄاريندڙ ون١١١ چيائون ته اي نوح

لَّمْ تَنْتَهِ يٰنُوْحُ لَتَكُوْنَنَّ مِنَ الْمَرْجُوْمِيْنَ ﴿١١٦﴾ قَالَ رَبِّ اِنَّ قَوْمِيْ

جيڪڏهن تون نه مڙين ون١١٢ ته ضرور پٿرن سان چيٿيو ويندين. ون١١٣ عرض ڪيائين منهنجا رب منهنجي قوم

كَذَّبُوْنِ ﴿١١٧﴾ فَافْتَحْ بَيْنِيْ وَبَيْنَهُمْ فَتْحًا وَّنَجِّنِيْ وَمَنْ مَّعِيَ مِنَ

مون کي ڪوڙو ڄاتو. ون١١٤ پوءِ مون ۾ ۽ انهن ۾ پورو فيصلو ڪر ۽ مون کي ۽ منهنجي ساٿارين مسلمانن

الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿١١٨﴾ فَاَنْجَيْنٰهُ وَمَنْ مَّعَهٗ فِي الْفُلْكِ الْمَشْحُوْنِ ﴿١١٩﴾ ثُمَّ

کي نجات ڏي ون١١٥. پوءِ اسان بچائي ورتوان کي ۽ ان سان گڏ وارن کي ڀريل ٻيڙي ۾. ون١١٦ پوءِ ان کان بعد

اَغْرَقْنَا بَعْدُ الْبٰقِيْنَ ﴿١٢٠﴾ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيَةً ؕ وَمَا كَانَ اَكْثَرُهُمْ

ون١١٧ اسان باقين کي ٻوڙي ڇڏيو. بيشڪ ان ۾ ضرور نشاني آهي ۽ انهن جا گهڻا مسلمان نه

مُّؤْمِنِيْنَ ﴿١٢١﴾ وَاِنَّ رَبَّكَ لَهُوَ الْعَزِيْزُ الرَّحِيْمُ ﴿١٢٢﴾ كَذَّبَتْ عَادُ

هئا ۽ بيشڪ تنهنجو رب ئي عزت وارو مهربان آهي. عاد رسولن کي

الْمُرْسَلِيْنَ ﴿١٢٣﴾ اِذْ قَالَ لَهُمْ اَخُوْهُمْ هُوْدٌ اَلَا تَتَّقُوْنَ ﴿١٢٤﴾ اِنِّيْ لَكُمْ

ڪوڙو ڄاتو ون١١٨. جڏهن جو انهن کي سندن هم قوم هود فرمايو ڇا توهان ڊڄو نٿا. بيشڪ مان توهان جي

رَسُوْلٌ اَمِيْنٌ ﴿١٢٥﴾ فَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاَطِيْعُوْنِ ﴿١٢٦﴾ وَمَآ اَسْئَلُكُمْ عَلَيْهِ مِنْ

واسطي امانت وارو رسول آهيان. پوءِ الله کان ڊڄو ون١١٩ ۽ منهنجو حڪم مڃيو ۽ مان توهان کان ان تي ڪا مزدوري

اَجْرٍ ۚ اِنْ اَجْرِيَ اِلَّا عَلٰى رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿١٢٧﴾ اَتَبْنُوْنَ بِكُلِّ رِيْعٍ

نٿو گهران منهنجو اجر ته انهي تي آهي جيڪو سڀني جهان جو رب آهي. ڇا هر ڏاهين تي هڪ نشاني ٺاهيو ٿا واٽ وارن سان

اٰيَةً تَعْبَثُوْنَ ﴿١٢٨﴾ وَتَتَّخِذُوْنَ مَصَانِعَ لَعَلَّكُمْ تَخْلُدُوْنَ ﴿١٢٩﴾ وَاِذَا

مسخري جي واسطي ون١٢٠ ۽ مضبوط محل ٺاهيو ٿا هن اميد تي ته توهان هميشه رهندؤ. ون١٢١ ۽ جڏهن ڪنهن کي

بَطَشْتُمْ بَطَشْتُمْ جَبَّارِيْنَ ﴿١٣٠﴾ فَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاَطِيْعُوْنِ ﴿١٣١﴾ وَاتَّقُوا

پڪڙ ڪندا آهيو ته وڏي بي دردي سان پڪڙيندا آهيو ون١٢٢ پوءِ الله کان ڊڄو ۽ منهنجو حڪم مڃيو ۽ ان کان ڊڄو

النصف

ع ١٨ ٦ ١٠

ون١٠٧ اهي ڪهڙو ڌنڌو ڪن ٿا. مون کي ان سان ڪهڙو مطلب. مان انهن کي الله تعالى جي طرف دعوت ڏيان ٿو. ون١٠٨ اهو ئي انهن کي جزا ڏيندو. ون١٠٩ پوءِ توهان نه انهن کي عيب لڳايو نه ڌنڌن جي ڪري انهن کان عار ڪريو. ورڻي قوم چيو ته توهان ڪمينن کي پنهنجي مجلس مان ڪيئي ڇڏيو ته جيئن اسان توهان وٽ اچون ۽ توهان جي ڳالهه مڃون، ان جي جواب ۾ فرمايائين. ون١١٠ اهو منهنجو شان نه آهي ته مان توهان جي اهڙين خواهشن کي پورو ڪريان ۽ توهان جي ايمان جي لالچ ۾ مسلمانن کي پاڻ وٽان ڪيئي ڇڏيان. ون١١١ صحيح دليل سان، جنهن ۾ حق ۽ باطل ۾ امتياز ٿي وڃي، پوءِ جيڪو ايمان آڻي سو ئي منهنجو مقرب آهي ۽ جيڪو ايمان نه آڻي سو ئي پري. ون١١٢ دعوت ۽ ڊيڄارڻ کان. ون١١٣ حضرت نوح عليه السلام بارگاهِ الاهي ۾. ون١١٦ تنهنجي وحي ۽ رسالت ۾ سندس مراد هيءَ هئي ته مان جيڪا انهن جي حق ۾ بد دعا ڪريان ٿو ان جو هي سبب نه آهي ته انهن مون کي سنگسار ڪرڻ جي ڌمڪي ڏني، نه هي ته انهن منهنجي تابعدارن کي نالائق چيو، بلڪ منهنجي دعا جو سبب هي آهي ته انهن تنهنجي ڪلام کي ڪوڙو چيو ۽ تنهنجي رسالت جي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو. ون١١٥ انهن ماڻهن جي عملن جي شامت کان. ون١١٦ جيڪا ماڻهن، پکين ۽ حيوانن سان ڀريل هئي. ون١١٧ يعني حضرت نوح عليه السلام ۽ سندس ساٿين کي جو نڪاري ڏيڻ کان پوءِ. ون١١٨ عاد هڪ قبيلو آهي ۽ اصل ۾ اهو هڪ شخص جو نالو آهي، جنهن جي اولاد مان اهو قبيلو آهي. ون١١٩ ۽ منهنجي تڪذيب نه ڪريو. ون١٢٠ جوان تي چڙهي لنگهڻ وارن سان مسخري ڪريو ۽ اهوان قوم جو دستور هو. انهن رستي واريون پٽيون وڏيون ٺاهيون هيون، انهن تي ويهي رستي ويندڙن کي پريشان ڪندي ٺٺول بازي ڪندا هئا. ون١٢١ ۽ ڪڏهن نه مرندؤ. ون١٢٢ تلوار سان قتل ڪري ڌراهڻ نهايت بي رحمي سان.

الَّذِيْٓ اَمَدَّكُمْ بِمَا تَعْلَمُوْنَ ﴿١٣٢﴾ اَمَدَّكُمْ بِاَنْعَامٍ وَّبَنِيْنَ ﴿١٣٣﴾ وَجَنّٰتٍ

جنهن توهان جي مدد ڪئي انهن شين سان جيڪي توهان کي معلوم آهن ف١٢٣ توهان جي مدد ڪئي چوپاين ۽

وَّعُيُوْنٍ ﴿١٣٤﴾ اِنِّيْٓ اَخَافُ عَلَيْكُمْ عَذَابَ يَوْمٍ عَظِيْمٍ ﴿١٣٥﴾ قَالُوْا سَوَآءٌ

پٽن ۽ باغن ۽ چشمن سان . بيشڪ مونکي توهان تي خوف آهي هڪ وڏي ڏينهن جي عذاب جو ف١٢٤ چيائون برابر آهي

عَلَيْنَآ اَوَعَظْتَ اَمْ لَمْ تَكُنْ مِّنَ الْوٰعِظِيْنَ ﴿١٣٦﴾ اِنْ هٰذَآ اِلَّا خُلُقُ

اسان تي ڪي تون نصيحت ڪرين يا نصيحت ڪندڙ نه هجين . ف١٢٥ اهو ته آهي مگر ساڳي اڳين جي

الْاَوَّلِيْنَ ﴿١٣٧﴾ وَمَا نَحْنُ بِمُعَذَّبِيْنَ ﴿١٣٨﴾ فَكَذَّبُوْهُ فَاَهْلَكْنٰهُمْ ۭ اِنَّ فِيْ

ريت ف١٢٦ ۽ اسان کي عذاب ٿيڻو نه آهي ف١٢٧ پوءِ انهن ان کي ڪوڙو ڄاتو ف١٢٨ پوءِ اسان انهن کي هلاڪ ڪيو ف١٢٩ بيشڪ

ذٰلِكَ لَاٰيَةً ۭ وَمَا كَانَ اَكْثَرُهُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿١٣٩﴾ وَاِنَّ رَبَّكَ لَهُوَ الْعَزِيْزُ

ان ۾ ضرور نشاني آهي ۽ انهن مان اڪثر مسلمان نه هئا . ۽ بيشڪ تنهنجو رب ئي عزت وارو مهربان

الرَّحِيْمُ ﴿١٤٠﴾ كَذَّبَتْ ثَمُوْدُ الْمُرْسَلِيْنَ ﴿١٤١﴾ اِذْ قَالَ لَهُمْ اَخُوْهُمْ صٰلِحٌ اَلَا

آهي . ثمود رسولن کي ڪوڙو ڄاتو . جڏهن انهن کي سندن هم قوم صالح فرمايو ڇا ڊڄو

تَتَّقُوْنَ ﴿١٤٢﴾ اِنِّيْ لَكُمْ رَسُوْلٌ اَمِيْنٌ ﴿١٤٣﴾ فَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاَطِيْعُوْنِ ﴿١٤٤﴾ وَمَآ

نه ٿا . بيشڪ مان توهان جي واسطي امانت وارو رسول آهيان . پوءِ الله کان ڊڄو ۽ منهنجو حڪم مڃو . ۽

اَسْـَٔــلُكُمْ عَلَيْهِ مِنْ اَجْرٍ ۚ اِنْ اَجْرِيَ اِلَّا عَلٰي رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿١٤٥﴾

مان توهان کان ان تي ڪا به مزدوري نٿو گهران ، منهنجو اجر ته انهيءَ تي آهي جيڪو سموري جهان جو رب آهي .

اَتُتْرَكُوْنَ فِيْ مَا هٰهُنَآ اٰمِنِيْنَ ﴿١٤٦﴾ فِيْ جَنّٰتٍ وَّعُيُوْنٍ ﴿١٤٧﴾ وَّزُرُوْعٍ

ڇا توهان کي هتي جي نعمتن ف١٣٠ ۾ آرام سان ڇڏي ڏنو ويندو . ف١٣١ باغن ۽ چشمن . ۽ پوکن

وَّنَخْلٍ طَلْعُهَا هَضِيْمٌ ﴿١٤٨﴾ وَتَنْحِتُوْنَ مِنَ الْجِبَالِ بُيُوْتًا فٰرِهِيْنَ ﴿١٤٩﴾

۽ کجين ۾ جن جو شگوفو نرم ۽ نازڪ آهي ۽ جبلن ۾ گهر گهڙيو ٿا وڏي مهارت سان ف١٣٢

فَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاَطِيْعُوْنِ ﴿١٥٠﴾ وَلَا تُطِيْعُوْٓا اَمْرَ الْمُسْرِفِيْنَ ﴿١٥١﴾ الَّذِيْنَ

پوءِ الله کان ڊڄو ۽ منهنجو حڪم مڃو . ۽ حد کان لنگهندڙن جي چوڻ تي نه هلو . ف١٣٣ جيڪي

يُفْسِدُوْنَ فِي الْاَرْضِ وَلَا يُصْلِحُوْنَ ﴿١٥٢﴾ قَالُوْٓا اِنَّمَآ اَنْتَ مِنَ

زمين ۾ فساد پکيڙين ٿا ف١٣٤ ۽ سڌارو نه ٿا ڪن ف١٣٥ چوڻ لڳا توتي ته جادو ٿيو

ع ١٨ / ١١



ف١٢٣ يعني اهي نعمتون جن کي توهان ڄاڻو ٿا . اڳتي انهن جو بيان فرمايو ويو ٿو . ف١٢٤ جيڪڏهن توهان منهنجي نافرماني ڪريو . ان جو جواب انهن جي طرف کان هي ٿيو ته . ف١٢٥ اسان ڪنهن به طرح تنهنجي ڳالهه نه مڃيندا سون ۽ تنهنجي دعوت قبول نه ڪندا سون . ف١٢٦ يعني جن شين جو توهان خوف ڏياريو ، سو اڳين جو دستور آهي ، اهي به اهڙيون ئي ڳالهيون چوندا هئا . هن مان انهن جي مراد هئي ته اسان انهن ڳالهين جو اعتبار نه ٿا ڪريون ، انهن کي ڪوڙو ڄاڻون ٿا يا آيت جي معنيٰ هي آهي ته اهو موت ، زندگي ۽ عمارتون ٺاهڻ اڳين جو طريقو آهي . ف١٢٧ دنيا ۾ نه مرڻ کان پوءِ اٿڻ ، نه آخرت حساب . ف١٢٨ يعني هود عليه السلام کي . ف١٢٩ هوا جي عذاب سان . ف١٣٠ يعني دنيا جي . ف١٣١ ته اهي نعمتون ڪڏهن زائل نه ٿيندين ۽ ڪڏهن عذاب نه ايندو ، ڪڏهن موت نه ايندو ، اڳتي انهن نعمتن جو بيان آهي . ف١٣٢ حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته فره معنىٰ فخر ۽ غرور جي ۾ آهي . معنىٰ هي ٿي ته پنهنجي صنعت تي غرور ڪندي . ف١٣٣ حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته مسرفين مان مراد مشرڪ . ڪن مفسرن چيو ته مسرفين مان اهي نَوَ ماڻهو مراد آهن جن ناقه (ڏاچي) کي قتل ڪيو هو . ف١٣٤ ڪفر ظلم ۽ گناهن سان گڏ . ف١٣٥ ايمان آڻي ۽ عدل قائم ڪري ۽ الله تعالىٰ جا تابعدار ٿي . معنىٰ هي آهي ته انهن جو ايترو ته سخت آهي جو انهن ۾ ڪنهن به طرح نيڪي جو شائبو نه آهي ۽ ڪي فساد اهڙا به ٿيندا آهن ، جو ڪجھ فساد به ڪندا آهن ، ڪجھ نيڪي به انهن ۾ هوندي آهي مگر هي اهڙا نه آهن .

الْمُسَحَّرِينَ ﴿١٥٣﴾ مَا أَنتَ إِلَّا بَشَرٌ مِّثْلُنَا فَأْتِ بِآيَةٍ إِن كُنتَ مِنَ

آهي. ف١٣٦ تون ته اسان جهڙو ماڻهو آهين پوءِ ڪا نشاني آڻ ف١٣٧ جيڪڏهن تون سچو آهين. ف١٣٨

الصَّادِقِينَ ﴿١٥٤﴾ قَالَ هَٰذِهِ نَاقَةٌ لَّهَا شِرْبٌ وَلَكُمْ شِرْبُ يَوْمٍ مَّعْلُومٍ ﴿١٥٥﴾

فرمايائين هيءَ ڏاچي آهي هڪڙو ڏينهن ان جي پيئڻ جو وارو ف١٣٩ ۽ هڪ مقرر ڏينهن توهان جو وارو.

وَلَا تَمَسُّوهَا بِسُوءٍ فَيَأْخُذَكُمْ عَذَابُ يَوْمٍ عَظِيمٍ ﴿١٥٦﴾ فَعَقَرُوهَا

۽ ان کي تڪليف جي ارادي سان هٿ نه لايو ف١٤٠ ته توهان کي وڏي ڏينهن جو عذاب وٺندو. ف١٤١ ان تي انهن ان جون کونچون

فَأَصْبَحُوا نَادِمِينَ ﴿١٥٧﴾ فَأَخَذَهُمُ الْعَذَابُ ۗ إِنَّ فِي ذَٰلِكَ لَآيَةً ۖ وَ

ڪپيون ف١٤٢ پوءِ صبح جو پڇتائيندا رهجي ويا. ف١٤٣ ته انهن کي عذاب اچي ورتو ف١٤٤ بيشڪ ان ۾ ضرور نشاني آهي

مَا كَانَ أَكْثَرُهُم مُّؤْمِنِينَ ﴿١٥٨﴾ وَإِنَّ رَبَّكَ لَهُوَ الْعَزِيزُ الرَّحِيمُ ﴿١٥٩﴾ كَذَّبَتْ

ع ٨ ١٩ ١٢

۽ انهن مان گهڻا مسلمان نه هئا. ۽ بيشڪ تنهنجو رب ئي عزت وارو مهربان آهي. لوط جي قوم

قَوْمُ لُوطٍ الْمُرْسَلِينَ ﴿١٦٠﴾ إِذْ قَالَ لَهُمْ أَخُوهُمْ لُوطٌ أَلَا تَتَّقُونَ ﴿١٦١﴾

رسولن کي ڪوڙو ڄاتو. جڏهن انهن کي سندن هم قوم لوط فرمايو ڇا توهان نه ٿا ڊڄو.

إِنِّي لَكُمْ رَسُولٌ أَمِينٌ ﴿١٦٢﴾ فَاتَّقُوا اللَّهَ وَأَطِيعُونِ ﴿١٦٣﴾ وَمَا أَسْأَلُكُمْ

بيشڪ مان توهان جي واسطي الله جو امانت وارو رسول آهيان. پوءِ الله کان ڊڄو ۽ منهنجو حڪم مڃيو. ۽ مان ان تي توهان کان

عَلَيْهِ مِنْ أَجْرٍ ۖ إِنْ أَجْرِيَ إِلَّا عَلَىٰ رَبِّ الْعَالَمِينَ ﴿١٦٤﴾ أَتَأْتُونَ الذُّكْرَانَ

ڪا مزدوري نه ٿو گهران منهنجو اجر ته انهيءَ تي آهي جيڪو سموري جهان جو رب آهي. ڇا مخلوق ۾ مردن سان

مِنَ الْعَالَمِينَ ﴿١٦٥﴾ وَتَذَرُونَ مَا خَلَقَ لَكُمْ رَبُّكُم مِّنْ أَزْوَاجِكُم ۚ بَلْ أَنتُمْ

بدفعلي ڪندا آهيو. ف١٤٥ ۽ ڇڏي ڏيو ٿا اهي جيڪي توهان جي واسطي توهان جي رب زالون بڻايون بلڪ توهان ماڻهو

قَوْمٌ عَادُونَ ﴿١٦٦﴾ قَالُوا لَئِن لَّمْ تَنتَهِ يَا لُوطُ لَتَكُونَنَّ مِنَ الْمُخْرَجِينَ ﴿١٦٧﴾

حد کان لنگهندڙ آهيو ف١٤٦. چيائون اي لوط جيڪڏهن تون نه مڙين ف١٤٧ ته ضرور ڪڍيو ويندين ف١٤٨

قَالَ إِنِّي لِعَمَلِكُم مِّنَ الْقَالِينَ ﴿١٦٨﴾ رَبِّ نَجِّنِي وَأَهْلِي مِمَّا يَعْمَلُونَ ﴿١٦٩﴾

فرمايائين مان توهان جي ڪم کان بيزار آهيان ف١٤٩ فرمايائين اي منهنجا رب مون کي ۽ منهنجي گهر وارن کي انهن جي عملن کان بچاءِ

فَنَجَّيْنَاهُ وَأَهْلَهُ أَجْمَعِينَ ﴿١٧٠﴾ إِلَّا عَجُوزًا فِي الْغَابِرِينَ ﴿١٧١﴾ ثُمَّ دَمَّرْنَا

ف١٥٠ پوءِ اسان ان کي ۽ ان جي سموري گهر وارن کي نجات ڏني. ف١٥١ مگر هڪ پوڙهي جيڪا پٺتي رهجي وئي ف١٥٢ پوءِ اسان ٻين کي



ف١٣٦ يعني هر ويري گهڙيءَ سان جادو ٿيل آهي، جنهن ڪري عقل بجا نه رهيو (معاذ الله). ف١٣٧ پنهنجي سچائيءَ جي. ف١٣٨ رسالت جي دعويٰ ۾. ف١٣٩ هن ۾ ان کان منع ڪئي وئي آهي ته اها هڪ ڏاچي هئي، جيڪا انهن جي معجزي طلب ڪرڻ تي انهن جي خواهش جي مطابق حضرت صالح عليه السلام جي دعا سان پٿر مان نڪتي هئي. ان جو سينو سٺ گزن جو هو. جڏهن ان جي پيئڻ جو ڏينهن ٿيندو هو ته اها تمام جو سمورو پاڻي پي ڇڏيندي هئي ۽ جڏهن ماڻهن جي پيئڻ جو ڏينهن ٿيندو هو، تنهن ڏينهن نه پيئندي هئي (مدارڪ). ف١٤٠ نه ان کي ماريو، نه ان جون کونچون ڪپيو. ف١٤١ عذاب جي نازل ٿيڻ جي ڪري ان ڏينهن کي وڏو فرمايو ويو ته جيئن معلوم ٿئي ته اهو عذاب ايترو قدر وڏو ۽ سخت هو جو جنهن ڏينهن ۾ اهو واقع ٿيو، ان کي ان جي ڪري وڏو فرمايو ويو. ف١٤٢ کونچون ڪپڻ واري شخص جو نالو قدار هو ۽ اهي ماڻهو ان جي ان فعل کان راضي هئا، ان ڪري کونچون ڪپڻ جي نسبت انهن سڀني جي طرف ڪئي وئي. ف١٤٣ کونچون ڪپڻ تي عذاب نازل ٿيڻ جي خوف کان نافرماني تي توبهه جي نيت سان پشيمان ٿيا هجن ايائي ڳالهه ته عذاب جا نشان ڏسي پشيمان ٿيا، اهڙي وقت جي پشيماني نفعي واري نه آهي. ف١٤٤ جنهن جي انهن کي خبر ڏني وئي هئي، پوءِ هلاڪ ٿي ويا. ف١٤٥ هن جي معنيٰ هيءَ به ٿي سگهي ٿي ته ڇا مخلوق ۾ اهڙي قبيح ۽ ذليل فعل جي لاءِ توهان ئي رهجي ويا آهيو. جهان جا ٻيا ماڻهو به ته آهن، تن کي ڏسي توهان کي شرم اچڻ کپي ۽ هيءَ معنيٰ به ٿي سگهي ٿي ته گهڻيون عورتون هوندي ان قبيح فعل جو مرتڪب ٿيڻ انتهائي درجي جي خباثت آهي. ف١٤٦ جو حلال پاڪ کي ڇڏي حرام خبيث ۾ مبتلا ٿيو ٿا. ف١٤٧ نصيحت ڪرڻ ۽ ان فعل کي بڇڙو چوڻ کان. ف١٤٨ شهر مان ۽ توکي هتي رهڻ نه ڏنو ويندو. ف١٤٩ ۽ مون کي ان سان نهايت دشمني آهي، پوءِ پاڻ بارگاهِ الاهي ۾ دعا گهريائين. ف١٥٠ انهن جي عملن جي شامت کان محفوظ رک. ف١٥١ يعني سندس ڌيئرن کي ۽ انهن سڀني ماڻهن کي، جن مٿس ايمان آندو. ف١٥٢ جيڪا سندس گهرواري هئي ۽ اها پنهنجي قوم جي فعل تي راضي هئي ۽ جيڪو معصيت تي راضي هجي، سو عاصي (نافرمان، گنهگار) جي حڪم ۾ ٿئي ٿو. انهيءَ ڪري اها پوڙهي عذاب ۾ گرفتار ٿي ۽ ان ڇوٽڪارو نه پاتو.

الْاٰخَرِيْنَ ﴿١٧٢﴾ وَاَمْطَرْنَا عَلَيْهِمْ مَّطَرًا ۚ فَسَآءَ مَطَرُ الْمُنْذَرِيْنَ ﴿١٧٣﴾ اِنَّ

هلاڪ ڪري ڇڏيو. ۽ اسان انھن تي ھڪ برسات وسائي ف١٥٣ پوءِ ڪھڙي نه بري برسات ھئي ڊيڄاريلن جي.

فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيَةً ؕ وَمَا كَانَ اَكْثَرُهُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿١٧٤﴾ وَاِنَّ رَبَّكَ لَهُوَ

بيشڪ ان ۾ ضرور نشاني آھي ۽ انھن جا گھڻا مؤمن نه ھئا ۽ بيشڪ تنھنجو رب

الْعَزِيْزُ الرَّحِيْمُ ﴿١٧٥﴾ كَذَّبَ اَصْحٰبُ لْـَٔيْكَةِ الْمُرْسَلِيْنَ ﴿١٧٦﴾ اِذْ قَالَ

ئي عزت وارو مھربان آھي. ھڙي وارن رسولن کي ڪوڙو ڄاتو ف١٥٤ جڏھن انھن کي

لَهُمْ شُعَيْبٌ اَلَا تَتَّقُوْنَ ﴿١٧٧﴾ اِنِّيْ لَكُمْ رَسُوْلٌ اَمِيْنٌ ﴿١٧٨﴾ فَاتَّقُوا اللّٰهَ

شعيب فرمايو ڇا توھان ڊڄو نه ٿا. بيشڪ مان توھان جي واسطي الله جو امانت وارو رسول آھيان پوءِ الله کان ڊڄو

وَاَطِيْعُوْنِ ﴿١٧٩﴾ وَمَآ اَسْـَٔلُكُمْ عَلَيْهِ مِنْ اَجْرٍ ۚ اِنْ اَجْرِيَ اِلَّا عَلٰى رَبِّ

۽ منھنجو حڪم مڃيو ۽ مان ان تي توھان کان ڪا مزدوري نه ٿو گھران منھنجو اجر ته انھي تي آھي جيڪو سموري جھانن

الْعٰلَمِيْنَ ﴿١٨٠﴾ اَوْفُوا الْكَيْلَ وَلَا تَكُوْنُوْا مِنَ الْمُخْسِرِيْنَ ﴿١٨١﴾ وَزِنُوْا

جو رب آھي ف١٥٥. ماپ پوري نيڪ طرح ڪريو ۽ گھٽائي ڏيندڙن مان نه ٿيو ف١٥٦. ۽

بِالْقِسْطَاسِ الْمُسْتَقِيْمِ ﴿١٨٢﴾ وَلَا تَبْخَسُوا النَّاسَ اَشْيَآءَهُمْ وَلَا تَعْثَوْا

سڌي تارازي سان توريو ۽ ماڻھن کي شيون گھٽ ڪري نه ڏيو ۽ زمين ۾

فِي الْاَرْضِ مُفْسِدِيْنَ ﴿١٨٣﴾ وَاتَّقُوا الَّذِيْ خَلَقَكُمْ وَالْجِبِلَّةَ الْاَوَّلِيْنَ ﴿١٨٤﴾

فساد پکيڙيندي نه ڦرو ف١٥٧. ۽ ان کان ڊڄو جنھن توھان کي پيدا ڪيو ۽ اڳين مخلوق کي

قَالُوْٓا اِنَّمَآ اَنْتَ مِنَ الْمُسَحَّرِيْنَ ﴿١٨٥﴾ وَمَآ اَنْتَ اِلَّا بَشَرٌ مِّثْلُنَا وَاِنْ

چيائون تو تي جادو ٿيل آھي. ۽ تون نه آھين مگر اسان جھڙو ماڻھو ف١٥٨ ۽ بيشڪ

نَّظُنُّكَ لَمِنَ الْكٰذِبِيْنَ ﴿١٨٦﴾ فَاَسْقِطْ عَلَيْنَا كِسَفًا مِّنَ السَّمَآءِ اِنْ

اسان توکي ڪوڙو سمجھون ٿا پوءِ اسان تي آسمان جو ڪو ٽڪرو ڪيراءِ

كُنْتَ مِنَ الصّٰدِقِيْنَ ﴿١٨٧﴾ قَالَ رَبِّيْٓ اَعْلَمُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ ﴿١٨٨﴾ فَكَذَّبُوْهُ

جيڪڏھن تون سچو آھين ف١٥٩ فرمايائين منھنجو رب خوب ڄاڻي ٿو توھان جي ڪرتوتن کي ف١٦٠ پوءِ انھن ان کي ڪوڙو سمجھيو

فَاَخَذَهُمْ عَذَابُ يَوْمِ الظُّلَّةِ ؕ اِنَّهٗ كَانَ عَذَابَ يَوْمٍ عَظِيْمٍ ﴿١٨٩﴾

پوءِ انھن کي شاماني واري ڏينھن جي عذاب اچي ورتو ف١٦١ بيشڪ اھو وڏي ڏينھن وارو عذاب آھي.

ع ٩ ١٦ ١٣

ف١٥٣ پٿرن جو ۽ گندرف ۽ باھ جو. ف١٥٤ اھو بيابان مدين جي ويجھو ھو، ھن ۾ گھڻا وڻ ۽ ڪانڊيرا ھئا. الله تعالى حضرت شعيب عليه السلام کي انھن جي طرف مبعوث فرمايو ھو، جيئن مدين وارن جي طرف مبعوث فرمايو ھئائين اھي ماڻھو حضرت شعيب عليه السلام جي قوم جا نه ھئا. ف١٥٥ انھن سڀني نبين سڳورن جي دعوت جو اھوئي عنوان رھيو ڇو ته اھي سڀ سڳورا الله تعالى جي خوف، ان جي اطاعت ۽ عبادت ۾ اخلاص جو حڪم ڏيندا ھئا ۽ رسالت جي تبليغ تي ڪو اجر نه وٺندا ھئا. انھي ڪري سڀني اھوئي فرمايو. ف١٥٦ ماڻھن جا حق گھٽ نه ڪريو ماپ ۽ تور ۾. ف١٥٧ ڌاڙو ۽ ڦرلٽ ڪري ۽ پوکون تباھ ڪري. اھي ئي انھن ماڻھن جون عادتون ھيون. حضرت شعيب عليه السلام انھن کي انھن کان منع فرمايو. ف١٥٨ نبوت جو انڪار ڪرڻ وارا نبين سڳورن جي متعلق عام طرح اھوئي چوندا ھئا جھڙو اڄ ڪلھ جا ڪي فاسد عقيدي وارا چوندا آھن ف١٥٩ نبوت جي دعوى ۾. ف١٦٠ ۽ جنھن عذاب جا توھان حقدار آھيو، اھو جيڪو عذاب گھرندو، توھان تي نازل فرمائيندو. ف١٦١ جيڪو ھن طرح ٿيو ته انھن کي سخت گرمي پھتي، ھوا بلند ٿي ۽ ست ڏينھن گرمي جي عذاب ۾ گرفتار رھيا. تهخانن ۾ وڃيندا ھئا ته اتي اڃا وڌيڪ گرمي محسوس ڪندا ھئا. ان کان پوءِ ھڪ ڪڪر آيو، سڀ ان جي ھيٺان اچي گڏ ٿيا، ان مان باھ وسي ۽ سڀئي سڙي ويا. (ھن واقعي جو بيان سورة اعراف ۾ ۽ سورة ھود ۾ گذري چڪو)

إِنَّ فِي ذَٰلِكَ لَآيَةً ۖ وَمَا كَانَ أَكْثَرُهُم مُّؤْمِنِينَ ﴿١٩٠﴾ وَإِنَّ رَبَّكَ

بيشڪ ان ۾ ضرور نشاني آهي ۽ انهن جا گهڻا مسلمان نه هُئا. ۽ بيشڪ تنهنجو رب

لَهُوَ الْعَزِيزُ الرَّحِيمُ ﴿١٩١﴾ وَإِنَّهُ لَتَنزِيلُ رَبِّ الْعَالَمِينَ ﴿١٩٢﴾ نَزَلَ بِهِ

ئي عزت وارو مهربان آهي. ۽ بيشڪ هي قرآن رب العالمين جو نازل ڪيل آهي هن کي

الرُّوحُ الْأَمِينُ ﴿١٩٣﴾ عَلَىٰ قَلْبِكَ لِتَكُونَ مِنَ الْمُنذِرِينَ ﴿١٩٤﴾

روح الامين وٺي ڪري لٿو ف١٦٢. تنهنجي دل تي ف١٦٣ جيئن تون ڊيڄارين. روشن

بِلِسَانٍ عَرَبِيٍّ مُّبِينٍ ﴿١٩٥﴾ وَإِنَّهُ لَفِي زُبُرِ الْأَوَّلِينَ ﴿١٩٦﴾ أَوَلَمْ يَكُن لَّهُمْ

عربي ٻولي ۾. ۽ بيشڪ ان جو چرچو اڳين ڪتابن ۾ آهي ف١٦٤ ۽ ڇا اهي انهن جي واسطي نشاني نه هئي

آيَةً أَن يَعْلَمَهُ عُلَمَاءُ بَنِي إِسْرَائِيلَ ﴿١٩٧﴾ وَلَوْ نَزَّلْنَاهُ عَلَىٰ بَعْضِ

ف١٦٥ جو هن نبي کي بني اسرائيل جا عالم ڄاڻن سچا ٿا ف١٦٦ ۽ جيڪڏهن اسان ان کي ڪنهن غير عربي شخص تي

الْأَعْجَمِينَ ﴿١٩٨﴾ فَقَرَأَهُ عَلَيْهِم مَّا كَانُوا بِهِ مُؤْمِنِينَ ﴿١٩٩﴾ كَذَٰلِكَ سَلَكْنَاهُ

لاهيون ها. جو اهو انهن کي پڙهي ٻڌائي ها ته به ان تي ايمان نه آڻن ها ف١٦٧ اهڙي طرح اسان انڪار وجهي ڇڏيو

فِي قُلُوبِ الْمُجْرِمِينَ ﴿٢٠٠﴾ لَا يُؤْمِنُونَ بِهِ حَتَّىٰ يَرَوُا الْعَذَابَ الْأَلِيمَ ﴿٢٠١﴾

آهي مجرمن جي دلين ۾. ف١٦٨ اهي ان تي ايمان نه آڻيندا ايتري تائين جو ڏسن دردناڪ عذاب.

فَيَأْتِيَهُم بَغْتَةً وَهُمْ لَا يَشْعُرُونَ ﴿٢٠٢﴾ فَيَقُولُوا هَلْ نَحْنُ مُنظَرُونَ ﴿٢٠٣﴾

پوءِ اهو اوچتو انهن تي اچي ويندو ۽ هنن کي خبر به نه پوندي. پوءِ چوندا ڇا اسان کي ڪجھ مهلت ملندي ف١٦٩.

أَفَبِعَذَابِنَا يَسْتَعْجِلُونَ ﴿٢٠٤﴾ أَفَرَأَيْتَ إِن مَّتَّعْنَاهُمْ سِنِينَ ﴿٢٠٥﴾ ثُمَّ جَاءَهُم

پوءِ ڇا اسان جي عذاب جي جلدي ڪن ٿا. ڀلا ٻڌ ته جيڪڏهن ڪي سال اسان انهن کي نفعو وٺڻ ڏيون ف١٧٠ پوءِ انهن تي

مَّا كَانُوا يُوعَدُونَ ﴿٢٠٦﴾ مَا أَغْنَىٰ عَنْهُم مَّا كَانُوا يُمَتَّعُونَ ﴿٢٠٧﴾ وَمَا

اچي جنهن جو انهن کي واعدو ڏنو ويو آهي ف١٧١ ته ڇا ڪم ايندو انهن کي اهو جيڪو نفعو وٺندا هئا ف١٧٢ ۽ اسان ڪو به ڳوٺ تباهه نه

أَهْلَكْنَا مِن قَرْيَةٍ إِلَّا لَهَا مُنذِرُونَ ﴿٢٠٨﴾ ذِكْرَىٰ وَمَا كُنَّا ظَالِمِينَ ﴿٢٠٩﴾

ڪيو جنهن جي واسطي ڊيڄاريندڙ نه هجن. نصيحت جي واسطي ۽ اسان ظلم نه ڪندا آهيون ف١٧٣. ۽ هن قرآن کي

وَمَا تَنَزَّلَتْ بِهِ الشَّيَاطِينُ ﴿٢١٠﴾ وَمَا يَنبَغِي لَهُمْ وَمَا يَسْتَطِيعُونَ ﴿٢١١﴾ إِنَّهُمْ

شيطانن ڪٿي نه لاٿو ف١٧٤ ۽ اهي ان جي قابل نه آهن ف١٧٥ ۽ نه ئي اهي ائين ڪري سگهن ٿا ف١٧٦. اهي ته

ف١٦٢ روح الامين مان حضرت جبرئيل عليه السلام مراد آهي، جيڪو وحي جو امين آهي. ف١٦٣ ته جيئن تو هان ان کي محفوظ رکو ۽ سمجهو ۽ نه وساريو دل جي خصوصيت هن ڪري آهي ته حقيقت ۾ اهوئي مخاطب آهي ۽ سمجهه عقل ۽ اختيار جو مقام به اهوئي آهي. سمورا عضوا ان جا تابع آهن ۽ مطيع. حديث شريف ۾ آهي ته دل جي دُرست ٿيڻ سان سمورو بدن درست ٿي وڃي ٿو ۽ ان جي خراب ٿيڻ سان سمورو جسم خراب ۽ فرحت سرور رنج ۽ غم جو مقام به دل آهي. جڏهن دل کي خوشي ٿئي ٿي، سيني عضون تي ان جو اثر پوي ٿو ته پوءِ اها مثل رئيس جي آهي، اهائي موضع آهي عقل جي. پوءِ امير مطلق ۽ تڪليف جيڪا عقل ۽ سمجهه سان مشروط آهي، انهيءَ جي طرف راجع ٿي. ف١٦٤ اِنَّهٗ جي ضمير جو مرجع جيڪڏهن قرآن هجي ته ان جي معنيٰ هي ٿيندي ته ان جو ذڪر سڀني آسماني ڪتابن ۾ آهي ۽ جيڪڏهن محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي طرف ضمير وري ته پوءِ معنيٰ هي ٿيندي ته اڳين ڪتابن ۾ سندن نعت ۽ صفت ذڪر ڪيل آهي. ف١٦٥ حضور محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي صدق نبوت ۽ رسالت تي. ف١٦٦ پنهنجن ڪتابن مان ۽ ماڻهن کي خبرون ڏين ٿا. حضرت ابن عباس رضی تعالیٰ عنهما فرمايو ته مڪي وارن مديني وارن يهودين وٽ پنهنجا اعتماد ڏين هن ڳالھ کي معلوم ڪرڻ لاءِ موڪليو ته ڇا نبي آخر الزمان محبوب سرورڪائنات فخر موجودات حضرت پيغمبر ڪريم محمد مصطفيٰ احمد مجتبيٰ صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن متعلق سندن ڪتابن ۾ ڪا خبر آهي؟ ان جو يهودي عالمن هي جواب ڏنو ته هي ئي ان جو زمانو آهي ۽ سندن نعت ۽ صفت توريت ۾ موجود آهي. يهودي عالمن مان حضرت عبد الله بن سلام، ابن ياسين، ثعلبه، اسد ۽ اسيد سڳورن توريت ۾ محبوب مدني سرڪار صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جا وصف پڙهيا هُئا ته محبوب سائين جن جي ذات گرامي تي ايمان آندو. ف١٦٧ معنيٰ هي آهي ته اسان هي قرآن ڪريم هڪ فصيح بليغ عربي نبي تي لاٿو، جنهن جي فصاحت عرب وارن کي تسليم آهي ۽ اهي ڄاڻن ٿا ته قرآن ڪريم معجزو آهي ۽ ان جهڙي هڪ سورت ٺاهڻ کان ساري دنيا عاجز آهي؛ ان کان سواءِ ڪتابي عالمن جو اتفاق آهي ته ان جي نزول کان اڳ ان جي نازل ٿيڻ جي خوشخبري ۽ ان نبي جي صفت سندن ڪتابن ۾ ڪين ملي چُڪي آهي. هن مان قطعي طور تي ثابت ٿئي ٿو ته هي نبي الله تعالىٰ جو موڪليل آهي ۽ هي ڪتاب ان جو نازل فرمايل آهي ۽ ڪافر جيڪي نمو ني نمو ني جون اجايون ڳالهيون هن ڪتاب جي باري ۾ چون ٿا، سڀ باطل آهن ۽ خود ڪافر به حيران آهن ته ان جي خلاف ڪهڙي ڳالھ چئون. تنهن ڪري هن کي ڪڏهن اڳين جا داستان چون ٿا، ڪڏهن شعر، ڪڏهن جادو ته ڪڏهن هي ته معاذ الله هن کي خود محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن ناهيو آهي ۽ الله تعالىٰ جي طرف هن جي غلط نسبت ڪئي وئي آهي. اهڙي قسم جا اجايا اعتراض دشمن هر حال ۾ ڪري سگهي ٿو ايستائين جو جيڪڏهن بالفرض هي قرآن پاڪ ڪنهن غير عربي شخص تي نازل ڪيو وڃي ها جيڪو عربي جي مهارت نه رکندو هجي ها ۽ ان جي باوجود اهو اهڙو معجز (عاجز ڪندڙ) قرآن ڪريم پڙهي ٻڌائي، تڏهن به اهي ماڻهو اهڙي طرح ڪفر ڪن ها، جهڙي طرح انهن هاڻي ڪفر ۽ انڪار ڪيو؛ ڇو ته انهن جي ڪفر ۽ انڪار جو سبب دُشمني آهي. ف١٦٨ يعني انهن ڪافرن جي، جن جو ڪفر اختيار ڪرڻ ۽ ان تي ڄميو رهڻ اسان جي علم ۾ آهي. پوءِ انهن جي لاءِ ڪو به ڪٿي هدايت جو طريقو اختيار ڪيو وڃي؛ ڪنهن به حال ۾ اهي ڪفر کان موٽڻ وارا نه آهن. ف١٦٩ ته جيئن اسان ايمان آڻيون ۽ تصديق ڪريون؛ پر ان وقت مهلت نه ملندي. جڏهن محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن ڪافرن کي ان عذاب جي خبر ڏني تڏهن ٺٺولي ۽ مسخري کان چوڻ لڳا ته اهو عذاب ڪڏهن ايندو؟ ان تي الله تعالىٰ ارشاد فرمائي ٿو. ف١٧٠ جلدي هلاڪ نه ڪريون. ف١٧١ يعني عذاب الاهي. ف١٧٢ يعني دُنيا جي زندگي ۽ ان جو عيش، ٿوري وقت وهجي، پر اهو عذاب کي دفع ڪري سگهندو، نه ئي ان جي سختي گهٽ ڪري سگهندو. ف١٧٣ پهريائين حجت قائم ڪريون ٿا، خوف ٻڌائڻ وارا موڪليون ٿا. ان کان پوءِ به جيڪي ماڻهو واٽ تي نه ٿا اچن ۽ حق کي قبول نه ٿا ڪن، انهن تي عذاب ڪريون ٿا. ف١٧٤ هن ۾ ڪافرن جو رد آهي، جيڪي چوندا هُئا ته جهڙي طرح شيطان ڪاهنن وٽ آسماني خبرون آڻين ٿا اهڙي طرح معاذ الله حضرت محبوب پيغمبر ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن وٽ قرآن آڻين ٿا. هن آيت ۾ انهن جي ان خيال کي باطل ڪري ڇڏيائين ته اهو غلط آهي. ف١٧٥ جو قرآن شريف آڻين. ف١٧٦ ڇو ته اهو انهن جي طاقت کان ٻاهر آهي.

عَنِ السَّمْعِ لَمَعْزُولُوْنَ ﴿٢١٢﴾ فَلَا تَدْعُ مَعَ اللّٰهِ اِلٰهًا اٰخَرَ فَتَكُوْنَ مِنَ

ٻڌڻ جي جاءِ کان پري ڪيا ويا آهن ف۱۷۷. پوءِ الله کان سواءِ ٻئي خدا جي پوڄا نه ڪر نه ته

الْمُعَذَّبِيْنَ ﴿٢١٣﴾ وَاَنْذِرْ عَشِيْرَتَكَ الْاَقْرَبِيْنَ ﴿٢١٤﴾ وَاخْفِضْ جَنَاحَكَ

تو تي عذاب ٿيندو. ۽ اي محبوب پنهنجن ويجهن مائٽن کي ڊيڄار ف۱۷۸ ۽ پنهنجي رحمت جو

لِمَنِ اتَّبَعَكَ مِنَ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿٢١٥﴾ فَاِنْ عَصَوْكَ فَقُلْ اِنِّيْ بَرِيْٓءٌ مِّمَّا

ٻانهو وڇاءِ ف۱۷۹ پنهنجي تابعدار مسلمانن جي واسطي مسلمانن مان ف۱۸۰ پوءِ جيڪڏهن اهي تنهنجو حڪم نه مڃين ته پوءِ

تَعْمَلُوْنَ ﴿٢١٦﴾ وَتَوَكَّلْ عَلَى الْعَزِيْزِ الرَّحِيْمِ ﴿٢١٧﴾ الَّذِيْ يَرٰىكَ حِيْنَ

فرماءِ مان توهان جي ڪمن کان بي تعلق آهيان. ۽ ان ذات تي ڀروسو ڪر جيڪو عزت وارو مهربان آهي. ف۱۸۱ جيڪو تو کي

تَقُوْمُ ﴿٢١٨﴾ وَتَقَلُّبَكَ فِي السّٰجِدِيْنَ ﴿٢١٩﴾ اِنَّهٗ هُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ ﴿٢٢٠﴾ هَلْ اُنَبِّئُكُمْ

ڏسي ٿو جڏهن تون بيهين ٿو ف۱۸۲ ۽ نمازين ۾ تنهنجي دوري کي ف۱۸۳. بيشڪ اهوئي ٻڌي ڄاڻي ٿو. ف۱۸۴

عَلٰى مَنْ تَنَزَّلُ الشَّيٰطِيْنُ ﴿٢٢١﴾ تَنَزَّلُ عَلٰى كُلِّ اَفَّاكٍ اَثِيْمٍ ﴿٢٢٢﴾ يُّلْقُوْنَ

ڇا مان توهان کي ٻڌايان ته شيطان ڪنهن تي لهندا آهن. لهندا آهن هر وڏي بهتان مڙهيندڙ سخت گنهگار تي

السَّمْعَ وَاَكْثَرُهُمْ كٰذِبُوْنَ ﴿٢٢٣﴾ وَالشُّعَرَآءُ يَتَّبِعُهُمُ الْغَاوٗنَ ﴿٢٢٤﴾ اَلَمْ تَرَ

ف۱۸۵. شيطان پنهنجون ٻڌل ف۱۸۶ ڳالهيون انهن تي وجهن ٿا ۽ انهن جا گهڻا ڪوڙا آهن ف۱۸۷ ۽ شاعرن جي پيروي گمراه ڪندا

اَنَّهُمْ فِيْ كُلِّ وَادٍ يَّهِيْمُوْنَ ﴿٢٢٥﴾ وَاَنَّهُمْ يَقُوْلُوْنَ مَا لَا يَفْعَلُوْنَ ﴿٢٢٦﴾

آهن ف۱۸۸ ڇا تو نه ڏٺو ته اهي هر وادي ۾ ڀٽڪندا ڦرندا آهن ف۱۸۹ ۽ اهو ڪجهه چوندا آهن جيڪي ڪندا نه آهن. ف۱۹۰

اِلَّا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ وَذَكَرُوا اللّٰهَ كَثِيْرًا وَّانْتَصَرُوْا

مگر اهي جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون ف۱۹۱ ۽ الله کي ڪثرت سان ياد ڪيائون ف۱۹۲ ۽ بدلو ورتائون ف۱۹۳

مِنْۢ بَعْدِ مَا ظُلِمُوْا ؕ وَسَيَعْلَمُ الَّذِيْنَ ظَلَمُوْٓا اَيَّ مُنْقَلَبٍ يَّنْقَلِبُوْنَ ﴿٢٢٧﴾

بعد ان جي جو انهن تي ظلم ٿيو ف۱۹۴ ۽ اجهو ظالمن کي خبر پوندي ف۱۹۵ ته ڪهڙي پاسي تي پلٽو کائيندا. ف۱۹۶

ع ۱۵ ۳۶ ۱۱

سُوْرَةُ النَّمْلِ مَكِّيَّةٌ ٢٧ — ٤٨ | بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ | اٰيَاتُهَا ٩٣ رُكُوْعَاتُهَا ٧

سورة نمل مڪي آهي هن ۾ ترانوي: الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف۱ آيتون ۽ ست رڪوع آهن

طٰسٓ ۚ تِلْكَ اٰيٰتُ الْقُرْاٰنِ وَكِتَابٍ مُّبِيْنٍ ﴿١﴾ هُدًى وَّبُشْرٰى

هي آيتون آهن قرآن ۽ روشن ڪتاب جون ف۲. هدايت ۽ خوشخبري ايمان وارن جي

ف۱۷۷ يعني نبين سڳورن جي طرف جيڪو وحي ٿئي ٿو تنهن کي الله تعاليٰ محفوظ ڪري ڇڏيو، جيستائين ملائڪ ان کي بارگاهِ رسالت ۾ پهچائي. ان کان اڳ شيطان کي نه ٿا ٻڌي سگهن. هن کان پوءِ الله تعاليٰ پنهنجن ٻانهن کي فرمائي ٿو. ف۱۷۸ محبوب ڪريم جن جا ويجها رشتيدار بني هاشم ۽ بني مطلب آهن. حضور پرنور محبوب سرورِ ڪونين صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن انهن کي اعلان سان گڏ ڊيڄاريو ۽ خدا جو خوف ڏياريو، جهڙي طرح صحيح حديثن ۾ وارد آهي. ف۱۷۹ يعني لطف ۽ ڪرم فرمايو. ف۱۸۰ جيڪي صدق ۽ اخلاص سان توهان تي ايمان آڻن، توڙي اهي توهان سان قرابت رکندا هجن يا نه رکندا هجن. ف۱۸۱ يعني الله تعاليٰ. توهان پنهنجا سمورا ڪم ان جي حوالي ڪريو. ف۱۸۲ نماز جي لاءِ يا دعا جي لاءِ يا هر انُ مقام تي، جتي توهان هجو. ف۱۸۳ جڏهن توهان پنهنجن تهجد پڙهڻ وارن اصحاب سڳورن جي احوال ملاحظه فرمائڻ جي لاءِ رات جو دورو ڪريو ٿا. ڪن مفسرن چيو معنيٰ هي آهي ته جڏهن توهان امام ٿي نماز پڙهايو ٿا ۽ قيام، رڪوع، سجود ۽ قعدي ۾ اچو ٿا. ڪن مفسرن چيو معنيٰ هي آهي ته اهو توهان جي اکين جي گردش کي ڏسي ٿو نمازن ۾ ڇو ته حضرت محبوب پيغمبر ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن اڳيان ۽ پويان هڪجهڙو ملاحظه فرمائيندا هئا ۽ حضرت ابوهريره رضي الله تعاليٰ عنه جي حديث ۾ آهي ته خدا جو قسم! مون تي توهان جو خشوع ۽ رڪوع مخفي نه آهي. مان توهان کي پنهنجي پٺيءَ جي پويان ڏسان ٿو. ڪن مفسرن فرمايو ته هن آيت ۾ ساجدين مان مؤمن مراد آهن ۽ معنيٰ هي آهي ته حضرت آدم ۽ حوا عليهما السلام جي زماني کان وٺي حضرت عبدالله ۽ آمنه خاتون تائين مؤمنن جي پٺين ۽ پيٽن ۾ توهان جي گردش کي ملاحظه فرمائي ٿو. هن مان ثابت ٿيو ته پاڪ سڳورن جا سڀئي اصول ابا ۽ ڏاڏا حضرت آدم عليه السلام تائين سڀئي مؤمن آهن (مدارڪ ۽ جمل وغيره). ف۱۸۴ توهان جي قول و عمل ۽ توهان جي نيت کي. هن کان پوءِ الله تعاليٰ انهن مشرڪن جي جواب ۾ جيڪي چوندا هئا ته محبوب محمد مصطفيٰ صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن تي (معاذ الله) شيطان لهن ٿا، هي ارشاد فرمائي ٿو. ف۱۸۵ مثلاً مسيلمه وغيره ڪاهنن تي. ف۱۸۶ جيڪو اهي ملائڪن کان ٻڌن ٿا. ف۱۸۷ ڇو ته اهي ملائڪن کان ٻڌل ڳالهين ۾ پنهنجي طرف کان گهڻو ڪوڙ ملائن ٿا. حديث شريف ۾ آهي ته هڪ ڳالهه ٻڌن ٿا ته سؤ ڪوڙ ان سان ملائن ٿا ۽ هي ان وقت تائين هو، جيستائين انهن کي آسمان تائين پهچڻ کان روڪيو نه ويو هو. ف۱۸۸ انهن جي شعرن ۾، جو انهن کي پڙهن ٿا ۽ رواج ڏين ٿا، هن جي وجه جو اهي شعر ڪوڙا ۽ باطل هوندا آهن. شان نزول:- هي آيت ڪافرن جي شاعرن جي باري ۾ نازل ٿي، جيڪي حضور محبوب سيد الابرار صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن جي گلا ۽ مذمت ۾ شعر چوندا هئا ۽ چوندا هئا ته جهڙو محبوب سيد عالم محمد مصطفيٰ صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن چون ٿا، تهڙو اسان به چئي وٺون ٿا ۽ سندن قوم جا گمراه ماڻهو انهن کان انهن شعرن کي نقل ڪندا هئا. انهن ماڻهن جي آيت ۾ مذمت فرمائي وئي. ف۱۸۹ ۽ هر قسم جون ڪوڙيون ڳالهيون ٺاهن ٿا ۽ هر لغو ۽ باطل ۾ سخن آرائي ڪن ٿا، ڪوڙي تعريف ڪن ٿا، ڪوڙي مذمت ڪن ٿا. ف۱۹۰ بخاري ۽ مسلم جي حديث ۾ آهي ته جيڪڏهن ڪنهن جو جسم پونءِ سان ڀرجي وڃي ته اهو ان جي لاءِ ڀلو آهي هن کان، جو شعر سان ڀريل هجي.* ف۱۹۱ هن ۾ اسلام جي شاعرن جو ذڪر فرمايو ويو. اهي حضور محبوب سيد الڪونين صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن جي تعريف لکن ٿا، الله تعاليٰ جو حمد لکن ٿا، اسلام جي تعريف لکن ٿا، پند و نصائح لکن ٿا، ان تي اجر ۽ ثواب لهن ٿا. بخاري شريف ۾ آهي ته مسجد نبوي ۾ حضرت حسان جي لاءِ منبر وڇايو ويندو هو، اهو ان تي بيهي محبوب رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن جي ثنا پڙهندو هو ۽ ڪافرن جي بدگوين جو جواب ڏيندو هو ۽ محبوب سيد الابرار صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن ان جي حق ۾ دعا فرمائيندا هئا. بخاري جي حديث ۾ آهي ته حضور محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن فرمايو ته ڪي شعر حڪمت ٿيندا آهن. محبوب رسول عظيم ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن جي مجلس مبارڪ ۾ اڪثر شعر پڙهيا ويندا هئا، جهڙي طرح ترمذي ۾ جابر بن سمره کان روايت ٿيل آهي ته حضرت عائشه صديقه رضي الله تعاليٰ عنها فرمايو ته شعر ڪلام آهي، ڪو سٺو ٿيندو آهي ته ڪو برو. سو سٺي کي وٺو، بري کي ڇڏيو. شعبي چيو ته حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه شعر چوندو هو. حضرت علي المرتضيٰ رضي الله تعاليٰ عنه سڀني کان وڌيڪ شعر چوڻ وارو هو. ف۱۹۲ ۽ شعر انهن جي لاءِ ذڪرِ الاهي کان غفلت جو سبب نه ٿي سگهيو، بلڪ انهن ماڻهن جڏهن به شعر چيو ته هن الله تعاليٰ جي حمد و ثنا ۽ ان جي توحيد ۽ محبوب رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن جي نعت ۽ صحابه ڪرام ۽ امت جي صالح ٻانهن جي مدح، حڪمت، نصيحت، زهد ۽ ادب ۾. ف۱۹۳ ڪافرن کان انهن جي گلا جو. ف۱۹۴ ڪافرن جي طرف کان، جو انهن مسلمانن جي ۽ سندن آڳواڻن جي مذمت ڪئي، انهن سڳورن ان کي دفع ڪيو ۽ ان جا جواب ڏنا. اهي مذموم نه آهن، بلڪ اجر ۽ ثواب جا حقدار آهن. حديث شريف ۾ آهي ته مؤمن پنهنجي تلوار سان به جهاد ڪري ٿو ۽ پنهنجي زبان سان به. هي انهن جو جهاد آهي. ف۱۹۵ يعني مشرڪ، جن محبوب سيد الطاهرين افضل الخلق رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن جي گلا ۽ مذمت ڪئي. ف۱۹۶ موت کان پوءِ

لِلْمُؤْمِنِيْنَ ﴿٢﴾ الَّذِيْنَ يُقِيْمُوْنَ الصَّلٰوةَ وَيُؤْتُوْنَ الزَّكٰوةَ وَهُمْ

واسطي . جيڪي نماز قائم رکندا آهن ۽ زڪواة ڏيندا آهن ۽ اهي آخرت تي يقين

بِالْاٰخِرَةِ هُمْ يُوْقِنُوْنَ ﴿٣﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ بِالْاٰخِرَةِ زَيَّنَّا لَهُمْ

رکندا آهن . جيڪي آخرت تي ايمان نٿا رکن اسان انهن جا ڪُڌا ڪم انهن جي نظر ۾ چڱا ڪري

اَعْمَالَهُمْ فَهُمْ يَعْمَهُوْنَ ﴿٤﴾ اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ لَهُمْ سُوْٓءُ الْعَذَابِ وَهُمْ

ڏيکاريا آهن ۽ پوءِ اهي ڀٽڪي رهيا آهن . هي اهي آهن جن جي واسطي برو عذاب آهي ۽ اهي ئي

فِي الْاٰخِرَةِ هُمُ الْاَخْسَرُوْنَ ﴿٥﴾ وَاِنَّكَ لَتُلَقَّى الْقُرْاٰنَ مِنْ لَّدُنْ

آخرت ۾ سڀني کان وڌيڪ نقصان پرائيندڙ آهن . ۽ بيشڪ توکي قرآن سيکاريو وڃي ٿو حڪمت واري

حَكِيْمٍ عَلِيْمٍ ﴿٦﴾ اِذْ قَالَ مُوْسٰى لِاَهْلِهٖٓ اِنِّيْٓ اٰنَسْتُ نَارًا ۭ سَاٰتِيْكُمْ

علم واري جي طرف کان . جڏهن موسىٰ پنهنجي گهرواري کي چيو ته مون کي هڪ باهه نظر آئي آهي عنقريب مان

مِّنْهَا بِخَبَرٍ اَوْ اٰتِيْكُمْ بِشِهَابٍ قَبَسٍ لَّعَلَّكُمْ تَصْطَلُوْنَ ﴿٧﴾ فَلَمَّا

توهان وٽ ان جي ڪا خبر آڻيندس يا ان مان ڪو روشن ٽانڊو آڻيندس جيئن توهان سيڪيو

جَآءَهَا نُوْدِيَ اَنْۢ بُوْرِكَ مَنْ فِي النَّارِ وَمَنْ حَوْلَهَا ۭ وَسُبْحٰنَ

پوءِ جڏهن باهه وٽ آيو ته کيس پڪاريو ويو ته برڪت ڏني وئي جيڪو هن باهه جي جلوه گاهه ۾ آهي يعني موسىٰ ۽ ان جي آس پاس وارا يعني

اللّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٨﴾ يٰمُوْسٰٓى اِنَّهٗٓ اَنَا اللّٰهُ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ﴿٩﴾ وَاَلْقِ

ملائڪ ۽ پاڪائي آهي الله جي جيڪو سمورن جهانن جو رب آهي . اي موسىٰ ڳالهه هيءَ آهي ته مان ئي آهيان الله عزت ۽ حڪمت وارو .

عَصَاكَ ۭ فَلَمَّا رَاٰهَا تَهْتَزُّ كَاَنَّهَا جَاۗنٌّ وَّلّٰى مُدْبِرًا وَّلَمْ يُعَقِّبْ ۭ

۽ پنهنجي لٺ ڦٽي ڪر ۽ پوءِ جڏهن موسىٰ ان کي ڏٺو چرندي ڄڻ ته نانگ هجي پٺي ڦيري هليو ۽ ڦري نه ڏٺائين اسان

يٰمُوْسٰى لَا تَخَفْ ۣ اِنِّيْ لَا يَخَافُ لَدَيَّ الْمُرْسَلُوْنَ ﴿١٠﴾ اِلَّا مَنْ ظَلَمَ

فرمايو اي موسىٰ ڊپ نه ڪر بيشڪ منهنجي حضور رسولن کي ڪو خوف نه آهي ها جنهن زيادتي ڪئي

ثُمَّ بَدَّلَ حُسْنًۢا بَعْدَ سُوْۗءٍ فَاِنِّيْ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿١١﴾ وَاَدْخِلْ يَدَكَ

۽ ان جي برائي کان پوءِ چڱائي ڪري ته بيشڪ مان بخشڻهار مهربان آهيان . ۽ پنهنجو هٿ پنهنجي گريبان ۾

فِيْ جَيْبِكَ تَخْرُجْ بَيْضَاۗءَ مِنْ غَيْرِ سُوْۗءٍ ۣ فِيْ تِسْعِ اٰيٰتٍ اِلٰى فِرْعَوْنَ

وجهه ته نڪرندو اڇو چمڪدار بي عيب ، نون نشانين مان هڪ ، فرعون ۽ ان جي قوم جي طرف

حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته جهنم جي طرف ۽ اهو برو ئي ٺڪاڻو (رهڻ جو هنڌ) آهي .

ف۱ سورة نمل مڪي آهي ، هن ۾ ست رڪوع ، ترانوي آيتون ، هڪ هزار ٽي سؤ سترهن ڪلما ۽ چار هزار ست سؤ نوانوي حرف آهن .

ف۲ جيڪي حق ۽ باطل ۾ جدائي ڪن ٿيون ۽ جنهن ۾ علم ۽ حڪم امانت رکيا ويا آهن .

ف۳ ان تي هميشگي ڪن ٿا ۽ ان جي شرطن ، ادبن ۽ مڙني حقن جي حفاظت ڪن ٿا .

ف۴ خوش دلي سان .

ف۵ جو اهي پنهنجن برائين کي شهوتن جي ڪري ڀلائي ڄاڻن ٿا .

ف۶ دنيا ۾ قتل ۽ گرفتاري .

ف۷ جو انهن جو انجام دائمي عذاب آهي . هن کان پوءِ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي خطاب ٿئي ٿو .

ف۸ هن کان پوءِ حضرت موسىٰ عليه السلام جو هڪ واقعو بيان فرمايو وڃي ٿو ، جيڪو علم جي نڪتن ۽ حڪمت جي لطيفن تي مشتمل آهي .

ف۹ مدين کان مصر ڏانهن سفر ڪندي اوندهي رات ۾ ، جڏهن ته برفباري جي ڪري نهايت سردي ٿي رهي هُئي ۽ رستو گم ٿي ويو هو ۽ بيبي صاحبه کي ويم جو سور شروع ٿي ويو هو .

ف۱۰ سردي جي تڪليف کان امن لهو .

ف۱۱ اها حضرت موسىٰ عليه السلام جي تحيت آهي الله تعالىٰ جي طرف کان برڪت سان گڏ .

ف۱۲ اهڙي طرح حضرت موسىٰ عليه السلام الله تعالىٰ جي حڪم سان لٺ اڇلائي ڇڏي ۽ اها نانگ ٿي وئي .

ف۱۳ نه نانگ جو ، نه ڪنهن ٻي شيءِ جو يعني جڏهن مان انهن کي امن ڏيان ته پوءِ وري ڪهڙو انديشو .

ف۱۴ ان کي خوف ٿيندو ، ۽ اهو به جڏهن توبه ڪري .

ف۱۵ توبه قبول فرمايان ٿو ۽ بخشي ڇڏيان ٿو هن کان پوءِ حضرت موسىٰ عليه السلام کي ٻي نشاني ڏيکاري وئي ۽ فرمايو ويو .

ف۱۶ اها نشاني آهي انهن .

ف۱۷ جن سان گڏ رسول بنائي موڪليو ويو آهين .

وَ قَوْمِهٖ ؕ اِنَّهُمْ كَانُوْا قَوْمًا فٰسِقِيْنَ ﴿۱۲﴾ فَلَمَّا جَآءَتْهُمْ اٰيٰتُنَا مُبْصِرَةً

بيشڪ اهي نافرمان ماڻهو آهن. پوءِ جڏهن اسان جون نشانيون اکيون کوليندڙ انهن وٽ آيون

قَالُوْا هٰذَا سِحْرٌ مُّبِيْنٌ ﴿۱۳﴾ وَ جَحَدُوْا بِهَا وَ اسْتَيْقَنَتْهَاۤ اَنْفُسُهُمْ ظُلْمًا

ف١٨ چيائون هيءُ ته ظاهر ظهور جادو آهي. ۽ انهن جا انڪاري ٿيا. ظلم ۽ وڏائيءَ جي سبب جڏهن ته سندن دلين ۾

وَّ عُلُوًّا ؕ فَانْظُرْ كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الْمُفْسِدِيْنَ ﴿۱۴﴾ وَ لَقَدْ اٰتَيْنَا

انهن بابت يقين هو، پوءِ ڏس ته ڪهڙو انجام ٿيو فسادين جو ف٢٠. ۽ بيشڪ اسان داؤد

دَاوٗدَ وَ سُلَيْمٰنَ عِلْمًا ۚ وَ قَالَا الْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِيْ فَضَّلَنَا عَلٰى

۽ سليمان کي علم عطا فرمايو ف٢١ ۽ ٻنهي چيو سمورين خوبيون الله جي واسطي جنهن اسان کي پنهنجي گهڻن ئي

كَثِيْرٍ مِّنْ عِبَادِهِ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿۱۵﴾ وَ وَرِثَ سُلَيْمٰنُ دَاوٗدَ وَ قَالَ

ايمان وارن ٻانهن تي فضيلت بخشي. ف٢٢ ۽ سليمان داؤد جو جانشين ٿيو ف٢٣ ۽ چيائين

يٰۤاَيُّهَا النَّاسُ عُلِّمْنَا مَنْطِقَ الطَّيْرِ وَ اُوْتِيْنَا مِنْ كُلِّ شَيْءٍ ؕ اِنَّ

اي انسانو اسان کي پکين جي ٻولي سيکاري وئي ۽ هر شيءِ منجهان اسان کي عطا ٿيو ف٢٤ بيشڪ

هٰذَا لَهُوَ الْفَضْلُ الْمُبِيْنُ ﴿۱۶﴾ وَ حُشِرَ لِسُلَيْمٰنَ جُنُوْدُهٗ مِنَ الْجِنِّ

اهوئي ظاهر فضل آهي. ف٢٥ ۽ گڏ ڪيا ويا سليمان جي واسطي سندس لشڪر جنن ۽ انسانن

وَ الْاِنْسِ وَ الطَّيْرِ فَهُمْ يُوْزَعُوْنَ ﴿۱۷﴾ حَتّٰۤى اِذَاۤ اَتَوْا عَلٰى وَادِ النَّمْلِ ۙ

۽ پکين منجهان پوءِ اهي روڪيا ويندا هئا. ف٢٦ ايتري تائين جو جڏهن ڪولين جي وادي وٽ آيا ف٢٧

قَالَتْ نَمْلَةٌ يّٰۤاَيُّهَا النَّمْلُ ادْخُلُوْا مَسٰكِنَكُمْ ۚ لَا يَحْطِمَنَّكُمْ سُلَيْمٰنُ

هڪڙي ڪول چيو ف٢٨ اي ڪوليو پنهنجي ٻرن ۾ داخل ٿي وڃو، توهان کي لتاڙي نه وجهن سليمان

وَ جُنُوْدُهٗ ۙ وَ هُمْ لَا يَشْعُرُوْنَ ﴿۱۸﴾ فَتَبَسَّمَ ضَاحِكًا مِّنْ قَوْلِهَا وَ قَالَ

۽ سندس لشڪر بي خبريءَ ۾ ف٢٩ پوءِ ان جي ڳالهه تي مشڪي کلي ويو ف٣٠ ۽ عرض ڪيائين اي منهنجا رب

رَبِّ اَوْزِعْنِيْۤ اَنْ اَشْكُرَ نِعْمَتَكَ الَّتِيْۤ اَنْعَمْتَ عَلَيَّ وَ عَلٰى وَالِدَيَّ

مون کي توفيق ڏي جو مان شڪر ڪريان تنهنجي احسان جو جيڪو تو مون تي ف٣١ ۽ منهنجي ماءُ پيءُ تي فرمايو

وَ اَنْ اَعْمَلَ صَالِحًا تَرْضٰىهُ وَ اَدْخِلْنِيْ بِرَحْمَتِكَ فِيْ عِبَادِكَ

۽ هيءُ ته مان اهو چڱو ڪم ڪريان جيڪو توکي وڻي ۽ مون کي پنهنجي رحمت سان پنهنجي انهن ٻانهن ۾ شامل ڪر

ف١٨ يعني انهن کي معجزا ڏيکاريا ويا.

ف١٩ ۽ اهي ڄاڻيندا هئا ته بيشڪ اهي نشانيون الله تعالىٰ جي طرفان آهن، پر ان جي باوجود پنهنجن زبانن سان انڪار ڪندا رهيا.

ف٢٠ جو ٻوڙي هلاڪ ڪيا ويا.

ف٢١ يعني فيصلي ۽ سياست جو علم ۽ حضرت داؤد کي جبلن ۽ پکين جي تسبيح جو علم ڏنو ۽ حضرت سليمان کي جانورن ۽ پکين جي ٻولين جو (خازن).

ف٢٢ نبوت ۽ ملڪ عطا فرمائي ۽ جنن، انسانن ۽ شيطانن کي تابع ڪري.

ف٢٣ نبوت، علم ۽ ملڪ ۾.

ف٢٤ يعني گهڻائي سان دنيا ۽ آخرت جون نعمتون اسان کي عطا فرمايون ويون. ف٢٥ روايت ٿيل آهي ته حضرت سليمان عليه الصلوٰة والسلام کي الله تعالىٰ زمين جي اوڀر ۽ اولهه جو ملڪ عطا فرمايو. چاليهه سال پاڻ ان جو مالڪ رهيو، پوءِ ساري دنيا جي بادشاهي عطا فرمايائين. جنن، انسانن، شيطانن، پکين، جانورن ۽ وحشي جانورن سڀني تي سندس حڪومت هئي ۽ هر هڪ شيءِ جي ڪيس زبان عطا فرمايائين ۽ عجيب وغريب صنعتون سندس زماني ۾ ترقي ڪئي.

ف٢٦ اڳتي وڌڻ کان ته جيئن سڀ گڏ جي وڃن، پوءِ هلايا ويندا هئا.

ف٢٧ يعني طائف يا شام ۾ ان واديءَ تان لنگهيا جتي ڪولين گهڻي تعداد ۾ هيون.

ف٢٨ جيڪا ڪولين جي مالڪ هئي، سالنگري هئي.

لطيفو:- جڏهن حضرت قتاده رضي الله تعالىٰ عنه ڪوفه ۾ داخل ٿيو ۽ اتان جي خلق مٿس عاشق ٿي پئي. پاڻ انهن ماڻهن کي چيائين، جيڪي گهرو معلوم ڪريو. حضرت امام ابو حنيفه رضي الله تعالىٰ عنه ان وقت نوجوان هو، ان فرمايو ته حضرت سليمان عليه السلام جي ڪول مادي هئي يا نر؟ حضرت قتاده ماٺ ٿي ويو. پوءِ امام صاحب فرمايو ته اها مادي هئي. کانئس دريافت ڪيو ويو ته اهو توهان کي ڪهڙي طرح معلوم ٿيو؟ پاڻ فرمايائين ته قرآن ڪريم ۾ ارشاد ٿيو قَالَتْ نَمْلَةٌ. جيڪڏهن نر هجي ها ته قرآن شريف ۾ قَالَ نَمْلَةٌ وارد ٿئي ها (سبحان الله!). هن مان حضرت امام صاحب جي علم جو شان معلوم ٿئي ٿو. مطلب ته جڏهن ڪولين جي ان مالڪ حضرت سليمان عليه السلام جو لشڪر ڏٺو ته چوڻ لڳي.

ف٢٩ اهو ان ڪري چيو ته اها ڄاڻيندي هئي ته حضرت سليمان عليه السلام نبي آهي، عدل وارو آهي، جبر ۽ زيادتي سندس شان نه آهي. ان ڪري جيڪڏهن سندس لشڪر کان ڪولين ڪچلجي وينديون ته اهي بي خبريءَ ۾ ئي ڪچلجي وينديون جو اهي لنگهندا هجن ۽ هن طرف نه واجهائن. ڪول جي اها ڳالهه حضرت سليمان عليه السلام ٽن ميلن کان ٻڌي ورتي ۽ هوا هر شخص جو ڪلام سندس ڪنن مبارڪن تائين پهچائيندي هئي. جڏهن پاڻ ڪولين جي واديءَ تي پهتو ته هن پاڻ پنهنجن لشڪرن کي بيهڻ جو حڪم فرمايو ايستائين جو ڪوليون پنهنجن ٻرن ۾ داخل ٿي ويون. حضرت سليمان عليه السلام جو سير جيتوڻيڪ هوا تي هو، مگر ٿي سگهي ٿو ته اهو مقام سندس نزول جي جاءِ هجي. ف٣٠ نبين سڳورن جو کلڻ تبسم ئي هوندو آهي، جهڙي طرح حديثن ۾ وارد ٿيل آهي. اهي سڳورا ٽهڪ ڏيئي نه کلندا آهن. ف٣١ نبوت، ملڪ ۽ علم عطا فرمائي.

الصّٰلِحِيْنَ ﴿١٩﴾ وَتَفَقَّدَ الطَّيْرَ فَقَالَ مَا لِيَ لَآ اَرَى الْهُدْهُدَ ۖ اَمْ كَانَ

جيڪي تنهنجي خاص قرب جي لائق آهن. ف٣٢ ۽ پکين جي جاچ ڪيائين ته چيائين ڪهڙي ڳالهه آهي مان هُد هُد کي نه ٿو ڏسان

مِنَ الْغَآئِبِيْنَ ﴿٢٠﴾ لَاُعَذِّبَنَّهٗ عَذَابًا شَدِيْدًا اَوْ لَاَاذْبَحَنَّهٗٓ اَوْ لَيَاْتِيَنِّيْ

يا اهو واقعي غير حاضر آهي. مان ان کي ضرور سخت سزا ڏيندس ف٣٣ يا ان کي ذبح ڪندس يا ڪو روشن دليل

بِسُلْطٰنٍ مُّبِيْنٍ ﴿٢١﴾ فَمَكَثَ غَيْرَ بَعِيْدٍ فَقَالَ اَحَطْتُّ بِمَا لَمْ تُحِطْ

مون وٽ پيش ڪري ف٣٤ پوءِ ٿوري دير ۾ گذري جو ان اچي ف٣٥ عرض ڪيو ته مان اها ڳالهه ڏسي آيو آهيان جيڪا

بِهٖ وَجِئْتُكَ مِنْ سَبَاٍۢ بِنَبَاٍ يَّقِيْنٍ ﴿٢٢﴾ اِنِّيْ وَجَدْتُّ امْرَاَةً تَمْلِكُهُمْ

حضور ڏٺي ۾ مان سبا شهر کان حضور وٽ هڪ يقيني خبر آندي آهي مان هڪ عورت ڏٺي ف٣٦ جيڪا انهن تي بادشاهي

وَاُوْتِيَتْ مِنْ كُلِّ شَيْءٍ وَّلَهَا عَرْشٌ عَظِيْمٌ ﴿٢٣﴾ وَجَدْتُّهَا وَقَوْمَهَا

ڪري ٿي ۽ ان کي هر شيءِ منجهان حصو مليو آهي ف٣٧ ۽ ان جو تخت وڏو آهي. ف٣٨ مون ان کي ۽ ان جي قوم کي ڏٺو

يَسْجُدُوْنَ لِلشَّمْسِ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ وَزَيَّنَ لَهُمُ الشَّيْطٰنُ اَعْمَالَهُمْ

جو الله کي ڇڏي سج کي سجدو ڪندا آهن ف٣٩ ۽ شيطان انهن جا عمل انهن جي نظر ۾ خوبصورت بنائي

فَصَدَّهُمْ عَنِ السَّبِيْلِ فَهُمْ لَا يَهْتَدُوْنَ ﴿٢٤﴾ اَلَّا يَسْجُدُوْا لِلّٰهِ الَّذِيْ

انهن کي سڌي راهه کان روڪي ڇڏيو ف٤٠ پوءِ اهي واٽ نه ٿا لهن. ڇو نه ٿا سجدو ڪن الله کي جيڪو

يُخْرِجُ الْخَبْءَ فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَيَعْلَمُ مَا تُخْفُوْنَ وَمَا تُعْلِنُوْنَ ﴿٢٥﴾

ڪڍي ٿو آسمانن ۽ زمين جون لڪل شيون ف٤١ ۽ ڄاڻي ٿو جو ڪجهه اوهان لڪايو ٿا ۽ ظاهر

اَللّٰهُ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ رَبُّ الْعَرْشِ الْعَظِيْمِ ﴿٢٦﴾ ۩ قَالَ سَنَنْظُرُ اَصَدَقْتَ

ڪريو ٿا. ف٤٢ الله اهي جو ان کان سواءِ ڪو سچو معبود نه آهي اهو وڏي عرش جو مالڪ آهي. سليمان فرمايو اسان ڏسون ٿا

اَمْ كُنْتَ مِنَ الْكٰذِبِيْنَ ﴿٢٧﴾ اِذْهَبْ بِّكِتٰبِيْ هٰذَا فَاَلْقِهْ اِلَيْهِمْ ثُمَّ

ته تو سچ ڳالهايو آهي يا تون ڪوڙن منجهان آهين. ف٤٣ منهنجو هي فرمان کڻي وڃي انهن تي اڇلاءِ.

تَوَلَّ عَنْهُمْ فَانْظُرْ مَاذَا يَرْجِعُوْنَ ﴿٢٨﴾ قَالَتْ يٰٓاَيُّهَا الْمَلَؤُا اِنِّيْٓ اُلْقِيَ

پوءِ انهن کان جدا ٿي ڪري ڏس ته اهي ڪهڙو جواب ڏين ٿا ف٤٤ انهيءَ عورت چيو ته اي سردارو بيشڪ منهنجي

اِلَيَّ كِتٰبٌ كَرِيْمٌ ﴿٢٩﴾ اِنَّهٗ مِنْ سُلَيْمٰنَ وَاِنَّهٗ بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ﴿٣٠﴾

طرف عزت وارو هڪ خط اڇليو ويو آهي ف٤٥ بيشڪ اهو سليمان جي طرف کان آهي ۽ بيشڪ اهو الله نهايت مهربان رحم واري جي

ف٣٢ نبي ۽ ولي سڳورا.

ف٣٣ ان جا کنڀ پٽي يا ان کي سندس پيارن کان جدا ڪري يا ڪنهن دوستن جو خادم بڻائي يا ڪنهن غير جانورن سان گڏ قيد ڪري ۽ هُد هُد کي مصلحت جي مطابق عذاب ڪرڻ سندس لاءِ حلال هو ۽ جڏهن پکي سندس لاءِ تابع ڪيا ويا هئا ته پوءِ انهن کي ادب سيکارڻ به ضرورت ۽ تقاضا آهي.

ف٣٤ جنهن سان ان جي معذوري ظاهر ٿئي.

ف٣٥ نهايت عاجزي، انڪساري، ادب ۽ تواضع سان معافي گهري ڪري.

ف٣٦ جنهن جو نالو بلقيس آهي.

ف٣٧ جيڪو بادشاهن جي لاءِ مناسب هوندو آهي.

ف٣٨ جنهن جي ڊيگهه اسي گز، ويڪر چاليهه. سون ۽ چاندي جو جواهرن سان سينگاريل.

ف٣٩ ڇو ته اهي ماڻهو سج پرست مجوسي هئا.

ف٤٠ سڌي رستي مان مراد حق جو طريقو ۽ دين اسلام آهي.

ف٤١ آسمان جي لڪل شين مان برسات ۽ زمين جي لڪل شين مان وڻ مراد آهن.

ف٤٢ هن سج پرستن، بلڪ سمورن باطل پرستن جو رد آهي، جيڪي الله تعالىٰ کان سواءِ ڪنهن کي به پوڄن. مقصد هي آهي ته عبادت جو حقدار صرف اهو آهي، جيڪو ميني ۽ آسماني ڪائنات تي قدرت رکندو هجي ۽ سڀني معلومات جو عالم هجي، جيڪو ايئن نه آهي، اهو ڪنهن به طرح عبادت جو مستحق نه آهي.

ف٤٣ پوءِ حضرت سليمان عليه السلام هڪ خط لکيو، جنهن جو مضمون هي هو ته خدا جي ٻانهي سليمان بن داؤد جي طرف کان شهر سبا جي ملڪه بلقيس جي طرف بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ. ان تي سلام، جيڪو هدايت قبول ڪري. ان کان پوءِ مطلب هي ته تون مون تي بلندي نه گهر ۽ منهنجي حضور ۾ مطيع ٿي حاضر ٿي. ان تي پاڻ پنهنجي مهر لڳايائين ۽ هُد هُد کي فرمايائين.

ف٤٤ اهڙي طرح هُد هُد اهو خط مبارڪ کڻي بلقيس وٽ پهتو. ان وقت بلقيس جي چوڌاري سندس اميرن ۽ وزيرن جو ميڙ ويٺل هو، هُد هُد اهو خط مبارڪ بلقيس جي گود ۾ اڇلايو ۽ اها ان کي ڏسي خوف کان ڏڪي وئي ۽ پوءِ ان تي مهر ڏسي ڪري.

ف٤٥ اُن انهيءَ خط کي عزت وارو ياهن ڪري چيو ته ان تي مهر لڳل هئي جنهن کان ان ڄاتو ته خط جو موڪليندڙ جليل المنزلت بادشاهه آهي يا هن ڪري ته ان خط جي شروعات الله تعالىٰ جي پاڪ نالي سان هئي. پوءِ ان ٻڌايو ته اهو خط ڪنهن جي طرف کان آيو آهي. اهڙي طرح چيائين.

السجدة ۸

اَلَّا تَعْلُوْا عَلَيَّ وَاْتُوْنِيْ مُسْلِمِيْنَ ﴿٣١﴾ قَالَتْ يٰٓاَيُّهَا الْمَلَؤُا اَفْتُوْنِيْ فِيْٓ

نالي سان آهي. ۽ هي ته منهنجي آڏو سرڪشي نه ڪريو ف٤٦ ۽ مون وٽ ڪنڌ جهڪائي حاضر ٿيو ف٤٧ چيائين اي سردارو منهنجي هن ڪم ۾

اَمْرِيْ ۚ مَا كُنْتُ قَاطِعَةً اَمْرًا حَتّٰى تَشْهَدُوْنِ ﴿٣٢﴾ قَالُوْا نَحْنُ اُولُوْا قُوَّةٍ وَّ

مون کي راءِ ڏيو مان ڪنهن به ڪم ۾ ڪو قطعي فيصلو نٿي ڪريان ايتري تائين جو توهان مون وٽ حاضر هجو. انهن چيو ته اسان طاقتور

اُولُوْا بَاْسٍ شَدِيْدٍ ۙ وَّالْاَمْرُ اِلَيْكِ فَانْظُرِيْ مَاذَا تَاْمُرِيْنَ ﴿٣٣﴾ قَالَتْ اِنَّ

۽ وڏي سخت لڙائي وارا آهيون ف٤٨ ۽ اختيار تنهنجو آهي پوءِ ڏس ڪهڙو حڪم ڏين ٿي. ف٤٩ چيائين بيشڪ

الْمُلُوْكَ اِذَا دَخَلُوْا قَرْيَةً اَفْسَدُوْهَا وَجَعَلُوْٓا اَعِزَّةَ اَهْلِهَآ اَذِلَّةً ۚ وَكَذٰلِكَ

بادشاه جڏهن ڪنهن ڳوٺ ۾ ف٥٠ داخل ٿيندا آهن ته ان کي تباه ڪري ڇڏيندا آهن ۽ ان جي عزت وارن کي ف٥١ ذليل ۽ ايئن ئي

يَفْعَلُوْنَ ﴿٣٤﴾ وَاِنِّيْ مُرْسِلَةٌ اِلَيْهِمْ بِهَدِيَّةٍ فَنٰظِرَةٌ ۢبِمَ يَرْجِعُ الْمُرْسَلُوْنَ ﴿٣٥﴾

ڪندا آهن ف٥٢. ۽ مان انجي طرف تحفو موڪليان ٿي پوءِ ڏسان ٿي ته ايلچي ڪهڙو جواب وٺي

فَلَمَّا جَآءَ سُلَيْمٰنَ قَالَ اَتُمِدُّوْنَنِ بِمَالٍ ۡ فَمَآ اٰتٰىنِۦَ اللّٰهُ خَيْرٌ مِّمَّآ

موٽن ٿا ف٥٣ پوءِ جڏهن اهو ف٥٤ سليمان وٽ آيو فرمايائين ڇا توهان مال سان منهنجي مدد ڪريو ٿا پوءِ مون کي جو ڪجهه الله ڏنو

اٰتٰىكُمْ ۚ بَلْ اَنْتُمْ بِهَدِيَّتِكُمْ تَفْرَحُوْنَ ﴿٣٦﴾ اِرْجِعْ اِلَيْهِمْ فَلَنَاْتِيَنَّهُمْ بِجُنُوْدٍ

ف٥٥ اهو ڏيڪ بلو آهي انهي کان جيڪو توهان کي ڏنائين ف٥٦ بلڪ توهان ئي پنهنجي تحفن تي خوش ٿيندا آهيو. ف٥٧ انهن جي طرف موٽي

لَّا قِبَلَ لَهُمْ بِهَا وَلَنُخْرِجَنَّهُمْ مِّنْهَآ اَذِلَّةً وَّهُمْ صٰغِرُوْنَ ﴿٣٧﴾ قَالَ

وڃ پوءِ اسان انهن تي ضرور اهڙو لشڪر چاڙهينداسين جنهن جي انهن کي طاقت نه هوندي ۽ ضرور اسان انهن کي ان شهر مان ذليل ڪري

يٰٓاَيُّهَا الْمَلَؤُا اَيُّكُمْ يَاْتِيْنِيْ بِعَرْشِهَا قَبْلَ اَنْ يَّاْتُوْنِيْ مُسْلِمِيْنَ ﴿٣٨﴾ قَالَ

ڪڍينداسين اهڙي طرح جو اهي عاجز هجي بيندا ف٥٨ سليمان فرمايو توهان مان ڪير آهي جيڪو ان جو تخت مون وٽ کڻي اچي هن کان اڳ ۾ جو اهي منهنجي

عِفْرِيْتٌ مِّنَ الْجِنِّ اَنَا اٰتِيْكَ بِهٖ قَبْلَ اَنْ تَقُوْمَ مِنْ مَّقَامِكَ ۚ

دربار ۾ فرمانبرداري ڪري حاضر ٿين ف٥٩ هڪ وڏي خبيث جن چيو ته مان اهو تخت حضور ۾ حاضر ڪندس هن کان اڳ جو حضور اجلاس کان

وَاِنِّيْ عَلَيْهِ لَقَوِيٌّ اَمِيْنٌ ﴿٣٩﴾ قَالَ الَّذِيْ عِنْدَهٗ عِلْمٌ مِّنَ الْكِتٰبِ

اٿن. ف٦٠ ۽ مان بيشڪ ان تي طاقت وارو امانت دار آهيان ف٦١ ان عرض ڪيو جنهن وٽ ڪتاب جو علم هو ف٦٢ مان

اَنَا اٰتِيْكَ بِهٖ قَبْلَ اَنْ يَّرْتَدَّ اِلَيْكَ طَرْفُكَ ۚ فَلَمَّا رَاٰهُ مُسْتَقِرًّا عِنْدَهٗ

ان کي حاضر ڪندس حضور ۾ اک ڇنڀ کان اڳ ف٦٣ پوءِ جڏهن سليمان تخت کي پاڻ وٽ رکيل ڏٺو



ف٤٦ يعني منهنجي ارشاد جي تعميل ڪريو ۽ تڪبر نه ڪريو، جهڙي طرح ڪي بادشاه ڪندا آهن. ف٤٧ فرمانبردارانه شان سان. خط جو مضمون ٻڌي بلقيس پنهنجي بادشاهي جي اميرن جي طرف متوجه ٿي. ف٤٨ هن مان مُراد هي هئي ته جيڪڏهن تنهنجي راءِ جنگ ڪرڻ جي هجي ته اسان ان لاءِ تيار آهيون، بهادر ۽ شجاع آهيون، قوت ۽ توانائي وارا آهيون، گهڻيون فوجون رکون ٿا. جنگ آزمائيندڙ آهيون. ف٤٩ اي ملڪه! اسان تنهنجي مدد ڪنداسون، تنهنجي حڪم جا منتظر آهيون. ان جواب ۾ انهن هي اشارو ڪيو ته راءِ جنگ جي لاءِ آهي يا سندن مطلب هي هجي ته اسان جنگي ماڻهو آهيون، راءِ مشورو اسان جو ڪم نه آهي. تون پاڻ عقل ۽ تدبير واري آهين. اسان هر حال ۾ تنهنجي تابعداري ڪنداسون. جڏهن بلقيس ڏٺو ته هي ماڻهو جنگ جي طرف مائل آهن ته ان انهن کي سندن راءِ جي خطا کان آگاه ڪيائين ۽ جنگ جا نتيجا ٻڌايائين. ف٥٠ پنهنجي زور ۽ طاقت سان. ف٥١ قتل، قيد، ذلت، توهين ۽ بي عزتي سان گڏ. ف٥٢ اهوئي بادشاهن جو طريقو آهي. بادشاهن جي عادت جو جيڪران کي علم هو، ان جي بنا تي ان هي چيو ۽ ان جي مُراد هي هئي ته جنگ مناسب نه آهي. ان ۾ ملڪ ۽ ملڪ وارن جي تباهي ۽ بربادي جو خطرو آهي. ان کان پوءِ ان پنهنجي راءِ جو اظهار ڪيو ۽ چيو. ف٥٣ هن مان معلوم ٿي ويندو ته اهو بادشاه آهي يا نبي، ڇو ته بادشاه عزت ۽ احترام سان گڏ هديو قبول ڪندا آهن. سو جيڪڏهن بادشاه هوندو ته هديو قبول ڪندو ۽ جيڪڏهن نبي آهي ته هديو قبول نه ڪندو ۽ هن کان سواءِ جو اسان سندس دين جي تابعداري ڪريون، ٻي ڪنهن به ڳالهه تي راضي نه ٿيندو. پوءِ ان پنج سؤ غلام ۽ پنج سؤ ٻانهيون بهترين لباس ۽ زيورن سان سينگاري، سون جي جڙتيل هنن تي سوار ڪري موڪليون ۽ پنج سؤ سون جون سرون ۽ جواهرن سان سينگاريل تاج، مُشڪ ۽ عنبر وغيره هڪ خط سان گڏ پنهنجي قاصد سان روانا ڪيائين. هُدهُد اهو ڏسي هليو ۽ ان حضرت سليمان عليه السلام کي سموري خبر پهچائي. پاڻ حڪم ڏنائين ته سون ۽ چاندي جون سرون ناهي نون فرسنگن جي ميدان ۾ وڇايون وڃن ۽ ان جي چوڌاري سون ۽ چاندي سان احاطي جي بلنديت ناهي وڃي ۽ خشڪي ۽ پاڻي جا خوبصورت جانور ۽ جنن جا ٻچا ميدان جي ساڄي ۽ کاٻي پاسي حاضر ڪيا وڃن. ف٥٤ يعني بلقيس جو قاصد پنهنجي جماعت سان گڏ هديو کڻي ڪري. ف٥٥ يعني دين، نبوت، حڪمت ۽ ملڪ. ف٥٦ مال ۽ دُنيا جو سامان. ف٥٧ يعني توهان هڪ ٻئي تي فخر ڪرڻ وارا آهيو. دُنيا جي ظاهري سينگار تي فخر ڪريو ٿا ۽ هڪ ٻئي جي هديي تي خوش ٿيو ٿا، مون کي نه دنيا سان خوشي ٿيندي آهي، نه ان جي حاجت. الله تعالىٰ مون کي ايترو گهڻو عطا فرمايو جو ٻين کي نه ڏنائين هن جي باوجود دين ۽ نبوت سان مون کي مُشرف ڪيائين. ان کان پوءِ حضرت سليمان عليه السلام وفد جي امير منذر بن عمرو کي فرمايو ته اهي هديا کڻي ڪري. ف٥٨ يعني جيڪڏهن اهي مون وٽ مسلمان ٿي حاضر نه ٿيا ته پوءِ اهو انجام ٿيندو. جڏهن قاصد هديا کڻي بلقيس وٽ پهتو ۽ سمورا واقعا ٻڌايائين ته هن ان چيو بيشڪ اهو نبي آهي ۽ اسان کي ان سان مقابلي جي طاقت نه آهي ۽ ان پنهنجو تخت ستن محلن مان سڀني کان پوئين محل ۾ محفوظ ڪري سمورا دروازا قلفن سان بند ڪرائي ۽ انهن تي پهريدار مقرر ڪيا ۽ حضرت سليمان عليه السلام جي خدمت ۾ پهچڻ جو انتظام ڪيائين ته جيئن ڏسي ته ان کي پاڻ ڪهڙو حڪم فرمائن ٿا سوا هڪ وڏو لشڪر وٺي نبي سڳوري جي خدمت ۾ پيش ٿيڻ خاطر رواني ٿي، جنهن ۾ ٻارهن هزار نواب هئا ۽ هر نواب سان هزارين لشڪري. جڏهن ايترو ويجهو پهتي جو حضرت سڳوري کان صرف هڪ فرسنگ جو مفاصلو رهجي ويو. ف٥٩ هن مان سندس مطلب هي هو ته ان جو تخت حاضر ڪري ان کي الله تعالىٰ جي قدرت ۽ پنهنجي نبوت تي دلالت ڪرڻ وارو معجزو ڏيکاري. ڪن چيو آهي ته پاڻ گهريائين ته ان جي اچڻ کان اڳ ان جي جڳهه تبديل ڪجي ۽ ان سان سندس عقل جو امتحان فرمائجي ته سڃاڻي سگهي ٿي يا نه؟ ف٦٠ ۽ سندس اجلاس صبح کان ٻن پهرن تائين ٿيندو هو. ف٦١ حضرت سليمان عليه السلام فرمايو ته مان ان کان جلد گهران ٿو. ف٦٢ يعني سندس وزير آصف بن برخيا، جيڪو الله تعالىٰ جو اسم اعظم ڄاڻندو هو. ف٦٣ حضرت سليمان عليه السلام فرمايو آڻ، حاضر ڪر. آصف عرض ڪيو توهان نبي، نبي جا فرزند آهيو ۽ جيڪو رتبو بارگاهِ الاهيءَ ۾ توهان کي حاصل آهي، سو ڪنهن کي حاصل نه آهي. توهان دُعا گهرو ته اهو توهان وٽ ئي هوندو. پاڻ فرمايا ٺيڪ تون سچ چوين ٿو ۽ دُعا گهريائين. انهيءَ وقت تخت زمين جي هيٺان هيٺان هلندو حضرت سليمان عليه السلام جي ڪُرسي جي ويجهو ظاهر ٿيو.

قَالَ هٰذَا مِنْ فَضْلِ رَبِّيْ ۖ لِيَبْلُوَنِيْٓ ءَاَشْكُرُ اَمْ اَكْفُرُ ؕ وَمَنْ شَكَرَ

چيائين هي منهنجي رب جي مهرباني آهي تان جو مون کي آزمائي ته مان شڪر ڪريان ٿو يا ناشڪري ۽ جيڪو شڪر ڪري ٿو

فَاِنَّمَا يَشْكُرُ لِنَفْسِهٖ ۚ وَمَنْ كَفَرَ فَاِنَّ رَبِّيْ غَنِيٌّ كَرِيْمٌ ﴿٤٠﴾ قَالَ نَكِّرُوْا

پنهنجي فائدي جي واسطي شڪر ڪري ٿو وف٦٤ ۽ جيڪو ناشڪري ڪري ته منهنجو رب بي نياز آهي سڀ کان وڌيڪ خوبين وارو. سليمان حڪم ڏنو

لَهَا عَرْشَهَا نَنْظُرْ اَتَهْتَدِيْٓ اَمْ تَكُوْنُ مِنَ الَّذِيْنَ لَا يَهْتَدُوْنَ ﴿٤١﴾

عورت جي تخت کي وضع مٽائي ان جي سامهون بيحال ڪريو ڇا ڏيون ٿا اسان ته اها راهه لهي ٿي يا نه واقف منجهان ٿئي ٿي.

فَلَمَّا جَآءَتْ قِيْلَ اَهٰكَذَا عَرْشُكِ ؕ قَالَتْ كَاَنَّهٗ هُوَ ۚ وَاُوْتِيْنَا الْعِلْمَ

پوءِ اها جڏهن آئي ته ان کي چيو ويو ته ڇا تنهنجو تخت اهڙو ئي آهي چيائين ڄڻ ته هي اهو ئي آهي وف٦٥ ۽ اسان کي هن واقعي کان اڳي ئي خبر

مِنْ قَبْلِهَا وَكُنَّا مُسْلِمِيْنَ ﴿٤٢﴾ وَصَدَّهَا مَا كَانَتْ تَّعْبُدُ مِنْ دُوْنِ

ملي وئي وف٦٦ ۽ اسان فرمانبردار ٿيا سي وف٦٧ ۽ ان کي روڪيو وف٦٨ ان شيءِ جنهن کي اها الله کان سواءِ پوڄيندي هئي

اللّٰهِ ؕ اِنَّهَا كَانَتْ مِنْ قَوْمٍ كٰفِرِيْنَ ﴿٤٣﴾ قِيْلَ لَهَا ادْخُلِي الصَّرْحَ ۚ فَلَمَّا رَاَتْهُ

بيشڪ اها ڪافرن مان هئي. ان کي چيو ويو ته صحن ۾ اچ پوءِ وف٦٩ جڏهن اُن ان کي ڏٺو ته ان کي گمان ڪيائين

حَسِبَتْهُ لُجَّةً وَّكَشَفَتْ عَنْ سَاقَيْهَا ؕ قَالَ اِنَّهٗ صَرْحٌ مُّمَرَّدٌ مِّنْ قَوَارِيْرَ ؕ

گهرو پاڻي ۽ پنهنجون پنيون کوليائين وف٧٠ سليمان فرمايو هي ته سهڪ صحن آهي شيشن جو جڙيل وف٧١ عورت عرض ڪيو

قَالَتْ رَبِّ اِنِّيْ ظَلَمْتُ نَفْسِيْ وَاَسْلَمْتُ مَعَ سُلَيْمٰنَ لِلّٰهِ رَبِّ

اي منهنجا رب مان پاڻ تي ظلم ڪيو وف٧٢ ۽ هاڻي سليمان سان گڏ الله جي حضور ڪنڌ جهڪايان ٿي جيڪو سمورين جهانن جو رب آهي.

الْعٰلَمِيْنَ ﴿٤٤﴾ وَلَقَدْ اَرْسَلْنَآ اِلٰى ثَمُوْدَ اَخَاهُمْ صٰلِحًا اَنِ اعْبُدُوا اللّٰهَ

وف٧٣ ۽ تحقيق اسان ثمود جي طرف سندس هم قوم صالح کي موڪليو ان لاءِ ته توهان الله جي پوڄا ڪريو وف٧٤ ته ڏهن اهي ٻه ٽوليون ٿي ويا

فَاِذَا هُمْ فَرِيْقٰنِ يَخْتَصِمُوْنَ ﴿٤٥﴾ قَالَ يٰقَوْمِ لِمَ تَسْتَعْجِلُوْنَ بِالسَّيِّئَةِ

وف٧٥ جهڳڙو ڪندي وف٧٦ صالح فرمايو اي منهنجي قوم ڇو ٿا تڪڙ ڪريو وف٧٧ برائي جي چڱائي کان اڳي

قَبْلَ الْحَسَنَةِ ۚ لَوْلَا تَسْتَغْفِرُوْنَ اللّٰهَ لَعَلَّكُمْ تُرْحَمُوْنَ ﴿٤٦﴾ قَالُوا اطَّيَّرْنَا

وف٧٨ الله کان بخشش ڇو نٿا گهرو وف٧٩ شايد توهان تي رحم ٿئي. وف٨٠ چيائون اسان بري فال ورتي آهي توهان

بِكَ وَبِمَنْ مَّعَكَ ؕ قَالَ طٰٓئِرُكُمْ عِنْدَ اللّٰهِ بَلْ اَنْتُمْ قَوْمٌ تُفْتَنُوْنَ ﴿٤٧﴾

۽ تنهنجي سائين مان وف٨١ فرمايائين توهان جي بد فالي الله وٽ آهي وف٨٢ بلڪ توهان ماڻهو فتني ۾ پيا آهيو وف٨٣



ع ٣ ‏ ١٣ ‏ ١٨

وف٦٤ ته ان شڪر جو نفعو خود ان شڪرگذار جي طرف عائد ٿئي ٿو.

وف٦٥ ان جواب مان ان جو ڪمال عقل معلوم ٿئي. هاڻي ان کي چيو ويو ته هي تنهنجو ئي تخت آهي. دروازي بند ڪرڻ، قلف لڳائڻ، پهريدار مقرر ڪرڻ سان ڪهڙو فائدو ٿيو. ان تي ان چيو.

وف٦٦ الله تعالىٰ جي قدرت ۽ توهان جي نبوت جي صحت جي هُدهُد جي واقعي مان ۽ وفد جي امير کان.

وف٦٧ اسان توهان جي اطاعت ۽ توهان جي فرمانبرداري اختيار ڪئي.

وف٦٨ الله تعالىٰ جي عبادت ۽ توحيد کان يا اسلام جي طرف اڳتي وڌڻ کان.

وف٦٩ اهو صحن شفاف شيشي جو هو، ان جي هيٺان پاڻي جاري هو ان ۾ مڇيون هيون ۽ ان جي وچ ۾ حضرت سليمان عليه السلام جو تخت هو، جنهن تي پاڻ جلوه افروز هو. وف٧٠ ته جيئن پاڻي ۾ هلي ڪري حضرت *

وف٧١ هي پاڻي نه آهي. اهو ڏسي ڪري بلقيس پنهنجون پنيون لڪايون ۽ ان سان ان کي گهڻو تعجب ٿيو ۽ ان يقين ڪيو ته حضرت سليمان عليه السلام جو ملڪ ۽ حڪومت الله تعالىٰ جي طرف کان آهي ۽ انهن عجائبات سان ان الله تعالىٰ جي توحيد ۽ سندس نبوت تي دليل ورتو. هاڻي حضرت سليمان عليه السلام ان کي اسلام جي دعوت ڏني.

* سليمان عليه السلام جي خدمت ۾ حاضر ٿئي.

وف٧٢ جو تنهنجي غير جي پوڄا ڪيم ۽ سج جي پوڄا ڪئي

وف٧٣ اهڙي طرح ان خلوص سان گڏ توحيد ۽ اسلام کي قبول ڪيو ۽ خالص الله تعالىٰ جي عبادت اختيار ڪيائين.

وف٧٤ ۽ ڪنهن کي ان جو شريڪ نه ڪريو.

وف٧٥ هڪ مؤمن ۽ ٻيو ڪافر.

وف٧٦ هر هڪ ٽولو پاڻ کي حق تي سمجهندو هو ۽ ٻئي پاڻ ۾ وڙهندا هئا. ڪافر ٽولي چيو اي صالح جنهن عذاب جو تون واعدو ڪرين ٿو، ان کي آڻ جيڪڏهن رسولن مان آهين.

وف٧٧ يعني مصيبت ۽ عذاب جي.

وف٧٨ ڀلائي مان مُراد عافيت ۽ رحمت آهي.

وف٧٩ عذاب نازل ٿيڻ کان اڳ ڪفر کان توبه ڪري ايمان آڻي.

وف٨٠ ۽ دُنيا ۾ عذاب نه ڪيو وڃي.

وف٨١ حضرت صالح عليه السلام جڏهن مبعوث ٿيو ۽ قوم تڪذيب ڪئي. ان ڪري برسات رُڪجي وئي ۽ ڏڪر اچي ويو، ماڻهو بُک مرڻ لڳا. ان کي انهن حضرت صالح عليه السلام جي تشريف آوري جي طرف نسبت ڪئي ۽ سندس آمد کي بدبختي سمجهيائون. وف٨٢ حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته بدبختي جيڪا توهان وٽ آئي آهي سا توهان جي ڪفر جي سبب الله تعالىٰ جي طرفان آئي وف٨٣ آزمائش ۾ وڌا ويا آهيو، يا پنهنجي دين جي ڪري عذاب ۾ مبتلا ٿيا آهيو.

وَكَانَ فِي الْمَدِيْنَةِ تِسْعَةُ رَهْطٍ يُّفْسِدُوْنَ فِي الْاَرْضِ وَلَا يُصْلِحُوْنَ ﴿٤٨﴾

۽ شهر ۾ نوَ ماڻهو هئا ف٨٤ جيڪي زمين ۾ فساد مچائي رهيا هئا ۽ اصلاح نه ٿي ڪري رهيا هئا.

قَالُوْا تَقَاسَمُوْا بِاللّٰهِ لَنُبَيِّتَنَّهٗ وَاَهْلَهٗ ثُمَّ لَنَقُوْلَنَّ لِوَلِيِّهٖ مَا شَهِدْنَا

پاڻ ۾ الله جا قسم کڻي چيائون ته اسان رات جو ضرور ڇاپو هڻنداسين صالح ۽ ان جي گهر وارن تي ف٨٥ پوءِ ان جي وارث کي ف٨٦ چونداسين

مَهْلِكَ اَهْلِهٖ وَاِنَّا لَصٰدِقُوْنَ ﴿٤٩﴾ وَمَكَرُوْا مَكْرًا وَّمَكَرْنَا مَكْرًا وَّهُمْ لَا

ته ان گهر وارن جي قتل جي وقت اسان حاضر نه هئاسين ۽ بيشڪ اسان سچا آهيون ۽ انهن پنهنجي طريقي جي سازش ڪئي ۽ اسان پنهنجي مخفي تدبير فرمائي ف٨٧

يَشْعُرُوْنَ ﴿٥٠﴾ فَانْظُرْ كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ مَكْرِهِمْ اَنَّا دَمَّرْنٰهُمْ وَقَوْمَهُمْ اَجْمَعِيْنَ ﴿٥١﴾

۽ اهي غافل رهيا. پوءِ ڏس ته ڪهڙو انجام ٿيو انهن جي مڪر جو اسان هلاڪ ڪري ڇڏيو انهن کي ف٨٨ ۽ انهن جي سموري قوم

فَتِلْكَ بُيُوْتُهُمْ خَاوِيَةًۢ بِمَا ظَلَمُوْا ؕ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيَةً لِّقَوْمٍ يَّعْلَمُوْنَ ﴿٥٢﴾

کي ف٨٩ پوءِ هي آهن انهن جا ڊٺل گهر سندس ظلم جي بدلي بيشڪ ان ۾ نشاني آهي ڄاڻ وارن جي واسطي

وَاَنْجَيْنَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَكَانُوْا يَتَّقُوْنَ ﴿٥٣﴾ وَلُوْطًا اِذْ قَالَ لِقَوْمِهٖٓ اَتَاْتُوْنَ

۽ اسان بچائي ورتو انهن کي جن ايمان آندو ف٩٠ ۽ ڊڄندا هئا. ف٩١ ۽ لوط کي جڏهن ان پنهنجي قوم کي چيو

الْفَاحِشَةَ وَاَنْتُمْ تُبْصِرُوْنَ ﴿٥٤﴾ اَئِنَّكُمْ لَتَاْتُوْنَ الرِّجَالَ شَهْوَةً مِّنْ

ڇا بي حيائي تي لهي آيا آهيو ف٩٢ ۽ توهان سمجهو ٿا ف٩٣ ڇا شهوت جي نيت سان توهان مردن وٽ وڃو ٿا

دُوْنِ النِّسَآءِ ؕ بَلْ اَنْتُمْ قَوْمٌ تَجْهَلُوْنَ ﴿٥٥﴾ فَمَا كَانَ جَوَابَ قَوْمِهٖٓ اِلَّآ

عورتن کي ڇڏي ف٩٤ بلڪ توهان جاهل ماڻهو آهيو ف٩٥ پوءِ ان جي قوم جو ڪو جواب نه هو

اَنْ قَالُوْٓا اَخْرِجُوْٓا اٰلَ لُوْطٍ مِّنْ قَرْيَتِكُمْ ۚ اِنَّهُمْ اُنَاسٌ يَّتَطَهَّرُوْنَ ﴿٥٦﴾

مگر هي ته چيائون لوط جي گهراڻي کي پنهنجي ڳوٺ مان ڪڍي ڇڏيو، هي ماڻهو ته پاڪ رهڻ چاهن ٿا

فَاَنْجَيْنٰهُ وَاَهْلَهٗٓ اِلَّا امْرَاَتَهٗ ۫ قَدَّرْنٰهَا مِنَ الْغٰبِرِيْنَ ﴿٥٧﴾ وَاَمْطَرْنَا

ف٩٦ پوءِ اسان ان کي ۽ ان جي گهر وارن کي ڇوٽڪارو ڏنو مگر ان جي زال جنهن جي لاءِ اسان ٺهرائي ڇڏيو هو ته اها پٺتي

عَلَيْهِمْ مَّطَرًا ۚ فَسَآءَ مَطَرُ الْمُنْذَرِيْنَ ﴿٥٨﴾ قُلِ الْحَمْدُ لِلّٰهِ وَسَلٰمٌ

رهجي ويندڙن ۾ آهي ف٩٧ ۽ اسان انهن تي هڪ برسات وسائي ف٩٨ پوءِ ڪهڙي نه بري بارش هئي ڊيڄاريلن جي. توهان چئو سڀ تعريفون الله جي

عَلٰى عِبَادِهِ الَّذِيْنَ اصْطَفٰى ؕ آٰللّٰهُ خَيْرٌ اَمَّا يُشْرِكُوْنَ ﴿٥٩﴾ ؕ

واسطي ف٩٩ ۽ سلام سندس چونڊيل ٻانهن تي ف١٠٠ ڇا الله بهتر آهي ف١٠١ يا انهن جا ٺهرايل شريڪ ف١٠٢

ع ١٤ — ١٩

ف٨٤ يعني ثمود جي شهر ۾، جنهن جو نالو حجر آهي. انهن جي شريف زادن مان نوَ شخص هئا، جن جو سردار قدار بن سالف هو. اهي ئي ماڻهو آهن، جن ڏاچي جي کچن ڪپڻ ۾ ڪوشش ڪئي هئي. ف٨٥ يعني رات جي وقت ان کي ۽ سندس اولاد کي ۽ سندس تابعدارن کي، جن ان تي ايمان آندو آهي، قتل ڪنداسون. ف٨٦ جنهن کي ان جي خون جي بدلي طلب ڪرڻ جو حق هوندو. ف٨٧ يعني انهن جي مڪر جي جزا هيءَ ڏني جو انهن جي عذاب ۾ جلدي فرمائي. ف٨٨ يعني انهن نوَن شخصن کي. حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته ان رات الله تعالیٰ حضرت صالح عليه السلام جي گهر جي حفاظت جي لاءِ ملائڪ موڪليا. اهي نوَ شخص هٿيار سان ليس ٿي حضرت صالح عليه السلام جي دروازي تي آيا. ملائڪن انهن کي پٿر هنيا. اهي پٿر لڳندا هئا پر هڻڻ وارا نظر نه ايندا هئا. اهڙي طرح انهن نوَن کي هلاڪ ڪيائين. ف٨٩ هولناڪ آواز سان. ف٩٠ حضرت صالح عليه السلام تي. ف٩١ ان جي نافرماني کان. انهن ماڻهن جو تعداد چار هزار هو. ف٩٢ ان بي حيائي مان مراد انهن جي بدڪاري آهي. ف٩٣ يعني ان فعل جي قباحت ڄاڻو ٿا يا هيءَ معنيٰ آهي ته هڪ ٻئي جي سامهون بي پرده علی الاعلان بدڪاري جو ارتڪاب ڪريو ٿا يا هي ته توهان پنهنجن کان اڳين نافرماني ڪرڻ وارن جي تباهي ۽ انهن جي عذاب جا نشان ڏسو ٿا پوءِ به ان بداعمالي ۾ مبتلا ٿيو ٿا. ف٩٤ هن جي باوجود، جو مردن جي لاءِ عورتون ٺاهيون ويون آهن. مردن لاءِ مرد ۽ عورتن لاءِ عورتون نه ٺاهيون ويون آهن. انهيءَ ڪري اهو فعل حڪمتِ الاهي جي مخالفت آهي. ف٩٥ جو اهڙو فعل ڪريو ٿا. ف٩٦ ۽ ان خراب ڪم کي منع ڪن ٿا. ف٩٧ عذاب ۾. ف٩٨ پٿرن جو. ف٩٩ هي خطاب آهي حضور محبوب مطلوب ٻاجهاري حضرت پيغمبر ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه واله وسلم جن کي ته اڳين امتن جي هلاڪت تي الله تعالیٰ جو حمد بجا آڻن. ف١٠٠ يعني نبين ۽ رسولن تي. حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته چونڊيل ٻانهن مان حضور پُرنور محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه واله وسلم جن جا صحابه ڪرام مُراد آهن. ف١٠١ خدا پرستن جي لاءِ، جيڪي ان جي خاص عبادت ڪن ۽ ان تي ايمان آڻن ۽ اهو انهن کي عذاب ۽ هلاڪت کان بچائي. ف١٠٢ يعني بُت جيڪي پنهنجن پوڄيندڙن جي ڪنهن ڪم نه اچي سگهن. پوءِ جڏهن انهن ۾ ڪا ڀلائي نه آهي ڪو نفعو نه ٿا پهچائي سگهن. پوءِ انهن کي پوڄڻ ۽ معبود مڃڻ نهايت بي جاءِ آهي هن کان پوءِ چند قسم ذڪر فرمايا وڃن ٿا. جيڪي الله تعالیٰ جي وحدانيت ۽ ان جي ڪمال قدرت تي دلالت ڪن ٿا.

أَمَّنْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْأَرْضَ وَأَنْزَلَ لَكُمْ مِّنَ السَّمَاءِ

يا اهو جنهن آسمان ۽ زمين کي پيدا ڪيو ۽ توهان جي واسطي آسمان مان پاڻي لاٿائين پوءِ اسان

مَاءً فَأَنْبَتْنَا بِهِ حَدَائِقَ ذَاتَ بَهْجَةٍ مَا كَانَ لَكُمْ أَنْ

ان سان رونق وارا باغ ڄمايا توهان کي طاقت نه هئي جو ان جا وڻ ڄمايو ها ف١٠٤

تُنْبِتُوا شَجَرَهَا ءَإِلٰهٌ مَّعَ اللّٰهِ بَلْ هُمْ قَوْمٌ يَّعْدِلُوْنَ ﴿٦٠﴾ أَمَّنْ

ڇا الله سان گڏ ڪو ٻيو خدا آهي ف١٠٥ بلڪ اهي ماڻهو سڌي وات کان پاسو ڪن ٿا ف١٠٦ يا اهو جنهن زمين کي پيدا

جَعَلَ الْأَرْضَ قَرَارًا وَّجَعَلَ خِلٰلَهَا أَنْهٰرًا وَّجَعَلَ لَهَا رَوَاسِيَ

ڪيو رهڻ جي واسطي ۽ ان جي وچ ۾ نهرون ڪڍيائين ۽ ان جي واسطي لنگر پيدا ڪيائين ف١٠٧ ۽ ٻن سمنڊن جي وچ ۾

وَجَعَلَ بَيْنَ الْبَحْرَيْنِ حَاجِزًا ءَإِلٰهٌ مَّعَ اللّٰهِ بَلْ أَكْثَرُهُمْ لَا

آڙ پيدا فرمايائين ف١٠٨ ڇا الله سان گڏ ڪو ٻيو خدا آهي بلڪ انهن جا گهڻا جاهل آهن ف١٠٩

يَعْلَمُوْنَ ﴿٦١﴾ أَمَّنْ يُّجِيْبُ الْمُضْطَرَّ إِذَا دَعَاهُ وَيَكْشِفُ السُّوْٓءَ

يا اهو جيڪو پريشان دل جي ٻڌي ٿو ف١١٠ جڏهن اهو کيس پڪاري ۽ تڪليف ٽاري ٿو ۽ توهان کي زمين جو

وَيَجْعَلُكُمْ خُلَفَاءَ الْأَرْضِ ءَإِلٰهٌ مَّعَ اللّٰهِ قَلِيْلًا مَّا تَذَكَّرُوْنَ ﴿٦٢﴾

وارث ڪري ٿو ف١١١ ڇا الله سان گڏ ڪو ٻيو خدا آهي توهان تمام ٿورو ڌيان ٿا ڏيو.

أَمَّنْ يَّهْدِيْكُمْ فِيْ ظُلُمٰتِ الْبَرِّ وَالْبَحْرِ وَمَنْ يُّرْسِلُ الرِّيٰحَ

يا اهو جيڪو توهان کي راهه ڏيکاري ٿو ف١١٢ خشڪي ۽ سمنڊ جي اونداهين ۾ ف١١٣ ۽ اهو جيڪو هوائون موڪلي ٿو

بُشْرًا بَيْنَ يَدَيْ رَحْمَتِهِ ءَإِلٰهٌ مَّعَ اللّٰهِ تَعٰلَى اللّٰهُ عَمَّا

پنهنجي رحمت جي اڳيان خوشخبري ٻڌائيندڙ ڪري ف١١٤ ڇا الله سان گڏ ڪو ٻيو خدا آهي بلند آهي الله انهن جي

يُشْرِكُوْنَ ﴿٦٣﴾ أَمَّنْ يَّبْدَؤُا الْخَلْقَ ثُمَّ يُعِيْدُهُ وَمَنْ يَّرْزُقُكُمْ

شرڪ کان. يا اهو جيڪو خلق جي ابتدا فرمائي ٿو پوءِ ان کي ٻيهر پيدا ڪندو ف١١٥ ۽ اهو جيڪو توهان کي آسمانن ۽

مِّنَ السَّمَاءِ وَالْأَرْضِ ءَإِلٰهٌ مَّعَ اللّٰهِ قُلْ هَاتُوْا بُرْهَانَكُمْ

زمين مان روزي ڏي ٿو ف١١٦ ڇا الله سان گڏ ڪو ٻيو خدا آهي تون فرماءِ ته پنهنجو دليل پيش ڪريو

إِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿٦٤﴾ قُلْ لَّا يَعْلَمُ مَنْ فِي السَّمٰوٰتِ وَالْأَرْضِ

جيڪڏهن توهان سچا آهيو ف١١٧ تون فرماءِ غيب نه ٿا ڄاڻن خود جيڪي به آسمانن ۽ زمين ۾ آهن

منزل ٥

ف١٠٣ تمام وڏيون شيون جيڪي مشاهدي ۾ اچن ٿيون ۽ الله تعالیٰ جي عظيم قدرت تي دلالت ڪن ٿيون، انهن جو ذڪر فرمايائين معنيٰ هي آهي ته ڇا بت ڀلا آهن يا اهو جنهن آسمان ۽ زمين جهڙي عظيم ۽ عجيب مخلوق ٺاهي. ف١٠٤ توهان جي قدرت ۾ نه هو. ف١٠٥ ڇا اهي قدرت جا دليل ڏسي ايئن چئي سگهجي ٿو؟ هرگز نه، اهو واحد آهي، ان کان سواءِ ڪو به معبود نه آهي. ف١٠٦ جيڪي ان جي لاءِ شريڪ ٺاهن ٿا. ف١٠٧ وزني جبل جيڪي ان کي جنبش کان روڪن ٿا. ف١٠٨ ته جيئن کارو ۽ سٺو ملي نه وڃن. ف١٠٩ جيڪي پنهنجي رب جي توحيد ۽ ان جي قدرت ۽ اختيار کي نه ٿا ڄاڻن ۽ ان تي ايمان نه ٿا آڻين. ف١١٠ ۽ حاجت پوري فرمائي ٿو. ف١١١ ته جيئن توهان ان ۾ رهائش اختيار ڪريو ۽ صديون ان ۾ متصرف رهو. ف١١٢ توهان جي منزلن ۽ مقصدن جي. ف١١٣ ستارن سان ۽ نشانين سان. ف١١٤ هتي رحمت مان برسات مراد آهي. ف١١٥ اُن جي موت کان پوءِ جيتوڻيڪ مرڻ کان پوءِ ڪافر زنده ٿيڻ جا اقرار ۽ اعترافي نه هئا، پر جڏهن ته ان تي چٽا دليل قائم آهن ته پوءِ انهن جو اقرار نه ڪرڻ ڪنهن به لحاظ سان قبول نه آهي، بلڪ جڏهن اهي شروعات ۾ پيدائش جا قائل نه آهن ته پوءِ انهن کي موٽائڻ جو قائل ٿيڻو پوندو، جو ته شروعات موٽائڻ تي قوي دلالت ڪري ٿي. پوءِ هاڻ انهن جي لاءِ عذر ۽ انڪار جي ڪا جاءِ باقي نه رهي. ف١١٦ آسمان مان برسات ۽ زمين مان وڻ. ف١١٧ پنهنجي ان دعويٰ ۾ ته الله تعالیٰ کان سواءِ ٻيا به معبود آهن. پوءِ ٻڌايو ته جيڪي جيڪي صفتون ۽ ڪمالات مٿي ذڪر ڪيا ويا، سي ڪنهن ۾ آهن ۽ جڏهن الله تعالیٰ کان سواءِ اهڙو ڪو به نه آهي ته پوءِ ڪنهن ٻئي کي ڪهڙي طرح معبود ٺاهيو ٿا. هتي هَاتُوْا بُرْهَانَكُمْ فرمائي انهن جي عجز ۽ بطلان جو اظهار منظور آهي.

الْغَيْبَ اِلَّا اللّٰهُ ؕ وَمَا يَشْعُرُوْنَ اَيَّانَ يُبْعَثُوْنَ ﴿٦٥﴾ بَلِ ادّٰرَكَ

مگر الله ف١١٨ ۽ انهن کي خبر نہ آهي تہ ڪڏهن اٿاريا ويندا. ڇا انهن جو علم آخرت جي

عِلْمُهُمْ فِي الْاٰخِرَةِ ۫ بَلْ هُمْ فِيْ شَكٍّ مِّنْهَا ۫ بَلْ هُمْ مِّنْهَا

ڄاڻڻ تائين پهچي ويو ف١١٩ ڪجهہ بہ نہ اهي ان جي طرف کان شڪ ۾ آهن ف١٢٠ بلڪ اهي ان کان

عَمُوْنَ ﴿٦٦﴾ وَقَالَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْٓا ءَاِذَا كُنَّا تُرٰبًا وَّاٰبَآؤُنَآ اَئِنَّا

انڌا آهن. ۽ ڪافرن چيو ڇا جڏهن اسان ۽ اسان جا ابا ڏاڏا مٽي ٿي وينداسين ڇا اسان کي وري

لَمُخْرَجُوْنَ ﴿٦٧﴾ لَقَدْ وُعِدْنَا هٰذَا نَحْنُ وَاٰبَآؤُنَا مِنْ قَبْلُ ۙ اِنْ

ڪڍيو ويندو ف١٢١ بيشڪ ان جو واعدو ڏنو ويو اسان کي ۽ اسان کان اڳي اسان جي ابن ڏاڏن کي هي تہ نہ آهي

هٰذَآ اِلَّآ اَسَاطِيْرُ الْاَوَّلِيْنَ ﴿٦٨﴾ قُلْ سِيْرُوْا فِي الْاَرْضِ فَانْظُرُوْا

مگر اڳين جون ڪهاڻيون ف١٢٢. تون فرماءِ زمين ۾ گهمي ڪري ڏسو

كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الْمُجْرِمِيْنَ ﴿٦٩﴾ وَلَا تَحْزَنْ عَلَيْهِمْ وَلَا

تہ مجرمن جو انجام ڪيئن ٿيو ف١٢٣ ۽ تون انهن تي ڏک نہ ڪر ف١٢٤ ۽ انهن جي مڪر کان

تَكُنْ فِيْ ضَيْقٍ مِّمَّا يَمْكُرُوْنَ ﴿٧٠﴾ وَيَقُوْلُوْنَ مَتٰى هٰذَا الْوَعْدُ

تنگ دل نہ ٿيءُ ف١٢٥. ۽ چون ٿا ڪڏهن ايندو اهو واعدو ف١٢٦ جيڪڏهن

اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿٧١﴾ قُلْ عَسٰٓى اَنْ يَّكُوْنَ رَدِفَ لَكُمْ

توهان سچا آهيو. تون فرماءِ قريب آهي جو توهان جي پٺيان اچي لڳو هجي انهي شيءِ جو ڪو حصو جنهن جي توهان

بَعْضُ الَّذِيْ تَسْتَعْجِلُوْنَ ﴿٧٢﴾ وَاِنَّ رَبَّكَ لَذُوْ فَضْلٍ عَلَى

جلدي مچائي رهيا آهيو ف١٢٧ ۽ بيشڪ تنهنجو رب فضل وارو آهي ماڻهن تي ف١٢٨ پر

النَّاسِ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَهُمْ لَا يَشْكُرُوْنَ ﴿٧٣﴾ وَاِنَّ رَبَّكَ لَيَعْلَمُ مَا

اڪثر ماڻهو حق نہ ٿا مڃن ف١٢٩ ۽ بيشڪ تنهنجو رب ڄاڻي ٿو جو ڪجهہ انهن جي سينن ۾ لڪل آهي

تُكِنُّ صُدُوْرُهُمْ وَمَا يُعْلِنُوْنَ ﴿٧٤﴾ وَمَا مِنْ غَآئِبَةٍ فِي السَّمَآءِ

۽ جو ڪجهہ اهي ظاهر ڪن ٿا ف١٣٠ ۽ آسمان ۽ زمين ۾ ڪو بہ غيب نہ آهي مگر سمورو هڪ بيان

وَالْاَرْضِ اِلَّا فِيْ كِتٰبٍ مُّبِيْنٍ ﴿٧٥﴾ اِنَّ هٰذَا الْقُرْاٰنَ يَقُصُّ عَلٰى

ڪندڙ ڪتاب ۾ آهي ف١٣١ بيشڪ هي قرآن ذڪر فرمائي ٿو

ع ٥ ٨ ١

ف١١٨ اهو يعني غيب جو ڄاڻندڙ آهي. ان کي اختيار آهي، جنهن کي گهري ٻڌائي. اهڙي طرح پنهنجن پيارن نبين سڳورن کي ٻڌائي ٿو. جهڙي طرح سورة آل عمران ۾ آهي وَمَا كَانَ اللّٰهُ لِيُطْلِعَكُمْ عَلَى الْغَيْبِ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ يَجْتَبِيْ مِنْ رُّسُلِهٖ مَنْ يَّشَآءُ يعني الله تعالىٰ جو شان نہ آهي جو توهان کي غيب جو علم ڏئي، مگر الله تعالىٰ چونڊ يندو آهي پنهنجن رسولن مان جنهن کي گهري ۽ گهڻين آيتن ۾ پنهنجن پيارن رسولن کي غيبي علم عطا فرمائڻ جو ذڪر فرمايو ويو ۽ خود هن ئي پاري جي هن کان ايندڙ رڪوع ۾ وارد آهي وَمَا مِنْ غَآئِبَةٍ فِي السَّمَآءِ وَالْاَرْضِ اِلَّا فِيْ كِتٰبٍ مُّبِيْنٍ يعني جيترا غيب آهن آسمان ۽ زمين جا سي هڪ ٻڌائڻ واري ڪتاب ۾ آهن. شان نزول: هي آيت مشرڪن جي حق ۾ نازل ٿي. جن حضرت محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کان قيامت جي اچڻ جو وقت معلوم ڪيو هو. ف١١٩ ۽ انهن کي قيامت قائم ٿيڻ جو علم ۽ يقين حاصل ٿي ويو جو اهي ان جو وقت معلوم ڪن ٿا. ف١٢٠ انهن کي اڃا تائين قيامت جي اچڻ جو يقين نہ آهي. ف١٢١ پنهنجن قبرن مان جيئرا. ف١٢٢ يعني (معاذ الله) ڪوڙيون ڳالهيون. ف١٢٣ جو اهي انڪار جي ڪري عذاب سان هلاڪ ڪيا ويا. ف١٢٤ انهن جي منهن موڙڻ ۽ تڪذيب ڪرڻ ۽ اسلام کان محروم رهڻ جي سبب. ف١٢٥ ڇو تہ الله تعالىٰ توهان جو نگهبان ۽ مددگار آهي. ف١٢٦ يعني اهو عذاب جو واعدو ڪڏهن پورو ٿيندو. ف١٢٧ يعني عذاب الاهي. اهڙي طرح اهو عذاب بدر جي ڏينهن انهن تي اچي ويو ۽ باقي کي اهي موت کان پوءِ لهندا. ف١٢٨ انهيءَ ڪري عذاب ۾ تاخير فرمائي ٿو. ف١٢٩ ۽ شڪرگذاري نہ ٿا ڪن ۽ پنهنجي جهالت کان عذاب جي جلدي ڪن ٿا. ف١٣٠ يعني محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن سان دشمني رکڻ ۽ سندن مخالفت ۾ مڪر ڪرڻ سڀ ڪجهہ الله تعالىٰ کي معلوم آهي، اهو ان جي سزا ڏيندو. ف١٣١ يعني لوح محفوظ ۾ تحرير آهن. جن کي انهن جو ڏسڻ الله تعالىٰ جي فضل سان حاصل آهي، انهن جي لاءِ ظاهر آهن.

بَنِیۡۤ اِسۡرَآءِیۡلَ اَکۡثَرَ الَّذِیۡ هُمۡ فِیۡهِ یَخۡتَلِفُوۡنَ ﴿۷۶﴾ وَ اِنَّهٗ

بني اسرائيل کي اکثر اهي ڳالهيون جن ۾ اهي اختلاف ڪندا آهن ف۱۳۲ ۽ بيشڪ اهو

لَهُدًی وَّ رَحۡمَةٌ لِّلۡمُؤۡمِنِیۡنَ ﴿۷۷﴾ اِنَّ رَبَّکَ یَقۡضِیۡ بَیۡنَهُمۡ

هدايت ۽ رحمت آهي مسلمانن جي واسطي. بيشڪ تنهنجو رب انهن جا باهمي فيصلا فرمائي ٿو

بِحُکۡمِهٖ ۚ وَ هُوَ الۡعَزِیۡزُ الۡعَلِیۡمُ ﴿۷۸﴾ فَتَوَکَّلۡ عَلَی اللّٰهِ ؕ اِنَّکَ عَلَی

پنهنجي حڪم سان ۽ اهوئي آهي عزت وارو ۽ علم وارو. پوءِ تون الله تي ڀروسو ڪر بيشڪ تون

الۡحَقِّ الۡمُبِیۡنِ ﴿۷۹﴾ اِنَّکَ لَا تُسۡمِعُ الۡمَوۡتٰی وَ لَا تُسۡمِعُ الصُّمَّ الدُّعَآءَ

روشن حق تي آهين. بيشڪ تنهنجي ٻڌائي مُئل نٿا ٻڌن ف۱۳۳ ۽ نه ئي تنهنجي ٻڌائڻ سان ٻوڙا سڏ ٻڌن

اِذَا وَلَّوۡا مُدۡبِرِیۡنَ ﴿۸۰﴾ وَ مَاۤ اَنۡتَ بِهٰدِی الۡعُمۡیِ عَنۡ ضَلٰلَتِهِمۡ ؕ

جڏهن ڦرن پٺي ڏيئي ڪري ف۱۳۴ ۽ انڌن کي ف۱۳۵ گمراهي کان تون هدايت ڪرڻ وارو نه آهين تنهنجي ٻڌائڻ کي

اِنۡ تُسۡمِعُ اِلَّا مَنۡ یُّؤۡمِنُ بِاٰیٰتِنَا فَهُمۡ مُّسۡلِمُوۡنَ ﴿۸۱﴾ وَ اِذَا وَقَعَ

اهي ٻڌندا آهن جيڪي اسان جي آيتن تي ايمان آڻن ٿا ف۱۳۶ ۽ اهي مسلمان آهن. ۽ جڏهن ڳالهه اچي انهن تي پوندي

الۡقَوۡلُ عَلَیۡهِمۡ اَخۡرَجۡنَا لَهُمۡ دَآبَّةً مِّنَ الۡاَرۡضِ تُکَلِّمُهُمۡ ۙ اَنَّ

ف۱۳۷ اسان زمين مان انهن جي واسطي هڪ چوپايو ڪيندا سين ف۱۳۸ جيڪو ماڻهن سان ڳالهائيندو ف۱۳۹ ان لاءِ

النَّاسَ کَانُوۡا بِاٰیٰتِنَا لَا یُوۡقِنُوۡنَ ﴿۸۲﴾ وَ یَوۡمَ نَحۡشُرُ مِنۡ کُلِّ اُمَّةٍ

ع ۴ ۱۶ ۲

تہ ماڻهو اسان جي آيتن تي يقين نہ ڪندا هئا ف۱۴۰ ۽ جنهن ڏينهن اٿاريندا سين اسين هر امت مان هڪ فوج

فَوۡجًا مِّمَّنۡ یُّکَذِّبُ بِاٰیٰتِنَا فَهُمۡ یُوۡزَعُوۡنَ ﴿۸۳﴾ حَتّٰۤی اِذَا جَآءُوۡ

جيڪا اسان جي آيتن کي ڪوڙو ٿي چوي ف۱۴۱ پوءِ انهن جا اڳيان روڪيا ويندا جيئن پويان انهن سان اچي ملن. ايتري تائين جو جڏهن سمورا حاضر

قَالَ اَکَذَّبۡتُمۡ بِاٰیٰتِیۡ وَ لَمۡ تُحِیۡطُوۡا بِهَا عِلۡمًا اَمَّا ذَا کُنۡتُمۡ

ٿي ويندا ف۱۴۲ فرمائيندو ڇا توهان منهنجي آيتن کي ڪوڙو چيو حالانڪ توهان جو علم ان تائين نہ پهتو هو ف۱۴۳ يا ڪهڙو

تَعۡمَلُوۡنَ ﴿۸۴﴾ وَ وَقَعَ الۡقَوۡلُ عَلَیۡهِمۡ بِمَا ظَلَمُوۡا فَهُمۡ لَا یَنۡطِقُوۡنَ ﴿۸۵﴾

ڪم ڪندا هئا ف۱۴۴ ۽ ڳالهه واقع ٿي چڪي ف۱۴۵ انهن تي انهن جي ظلم سبب پوءِ هاڻي اهي ڪجهه نٿا ڳالهائن ف۱۴۶

اَلَمۡ یَرَوۡا اَنَّا جَعَلۡنَا الَّیۡلَ لِیَسۡکُنُوۡا فِیۡهِ وَ النَّهَارَ مُبۡصِرًا ؕ

ڇا انهن نہ ڏٺو اسان رات پيدا ڪئي جو ان ۾ آرام ڪن ۽ ڏينهن کي بنايو سجهه ڏيکاريندڙ ڪري

منزل ۵

ف۱۳۲ ديني ڪمن ۾ ڪتابين پاڻ ۾ اختلاف ڪيو. انهن جا گهڻا فرقا ٿي ويا ۽ پاڻ ۾ لعنت ۽ طعنا ڪرڻ لڳا. پوءِ قرآن ڪريم ان جو بيان فرمايو. اهڙو بيان ڪيو، جو جيڪڏهن اهي انصاف ڪن ۽ ان کي قبول ڪن ۽ اسلام آڻن تہ پوءِ انهن ۾ ڪو باهمي اختلاف باقي نہ رهي.

ف۱۳۳ مئلن مان هتي مُراد ڪافر آهن، جن جون دليون مُئل آهن. اهڙي طرح هن آيت ۾ انهن جي مقابلي ۾ ايمان وارن جو ذڪر فرمايائين. اِنۡ تُسۡمِعُ اِلَّا مَنۡ یُّؤۡمِنُ بِاٰیٰتِنَا. جيڪي ماڻهو هن آيت مان مُئلن جي نہ ٻڌڻ تي دليل وٺن ٿا انهن جو دليل وٺڻ غلط آهي. جڏهن تہ هتي مُئل ڪافرن کي فرمايو ويو ۽ انهن کان بہ مطلقًا هر ڪلام جي ٻڌڻ جي نفي مُراد نہ آهي، بلڪ نصيحت، وعظ ۽ هدايت جي ڪلام کي قبوليت جي ڪَنَن سان ٻڌڻ جي نفي آهي ۽ مُراد هي آهي تہ ڪافر مُئل دل آهن جو نصيحت سان نفعي وارا نہ ٿا ٿين. هن آيت جي معنيٰ هي ٻڌائڻ تہ مُئل نہ ٿا ٻڌن، محض غلط آهي. صحيح حديثن مبارڪن مان مُئلن جو ٻڌڻ ثابت آهي. ف۱۳۴ معنيٰ هي آهي تہ ڪافر انتهائي اعراض ۽ مُنهن موڙڻ سان مُئل ۽ ٻوڙن جي مثل ٿي ويا آهن جو انهن کي پڪارڻ ۽ حق جي دعوت ڏيڻ ڪنهن بہ طرح نفعي وارو نہ ٿو ٿئي.

ف۱۳۵ جن جي بصيرت ويندي رهي ۽ دليون انڌيون ٿي ويون.

ف۱۳۶ جن ۾ سمجهڻ واريون دليون آهن ۽ جيڪي علمِ الاهي ۾ ايمان جي سعادت سان حصو ۽ نصيب وٺڻ وارا آهن (بيضاوي، ڪبير، ابوالسعود ۽ مدارڪ).

ف۱۳۷ يعني انهن تي غضب الاهي ٿيندو ۽ عذاب واجب ٿي ويندو ۽ حُجت پوري ٿي چُڪندي هن طرح تہ ماڻهو امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر ڇڏي ڏيندا ۽ انهن جي درستي جي ڪا اميد باقي نہ رهندي يعني قيامت ويجهي ٿي ويندي ۽ ان جون نشانيون ظاهر ٿيڻ لڳنديون ۽ ان وقت توبه نفعو نہ ڏيندي.

ف۱۳۸ ان چوپائي کي دابة الارض چوندا آهن. اهو عجيب شڪل جو جانور هوندو جيڪو صفا جبل مان ظاهر ٿي سڄي شهرن ۾ تمام جلد ڦرندو، فصاحت سان ڪلام ڪندو، هر هڪ شخص جي پيشاني تي هڪ نشان لڳائيندو. ايمان وارن جي پيشاني تي حضرت موسىٰ عليه السلام جي عصا سان نوراني ليڪ ڪڍندو، ڪافر جي پيشاني تي حضرت سليمان عليه السلام جي منڊيءَ سان ڪاري مُهر هڻندو.

ف۱۳۹ فصيح زبان سان چوندو هٰذَا مُؤۡمِنٌ وَّ هٰذَا کَافِرٌ يعني هي مؤمن ۽ هي ڪافر آهي.

ف۱۴۰ يعني قرآن ڪريم تي ايمان نہ آڻيندا هُئا، جنهن ۾ بعث، حساب، عذاب ۽ دابة الارض جي خروج جو بيان آهي. هن کانپوءِ واري آيت ۾ قيامت جو بيان فرمايو وڃي ٿو. ف۱۴۱ جيڪي اسان پنهنجن نبين سڳورن تي نازل فرمايون. فوج مان مراد وڏي جماعت آهي. ف۱۴۲ قيامت جي ڏينهن حساب جي جاءِ ۾. ف۱۴۳ ۽ توهان انهن جي معرفت حاصل نہ ڪئي هئي. سوچڻ سمجهڻ کان سواءِ ئي توهان انهن آيتن جو انڪار ڪري ڇڏيو. ف۱۴۴ جڏهن توهان انهن آيتن کي بہ نہ سوچيو توهان بيڪار تہ نہ پيدا ڪيا ويا هئو. ف۱۴۵ عذاب ثابت ٿي چڪو. ف۱۴۶ جو انهن جي لاءِ ڪا حُجت ۽ ڳالهه ٻولهه باقي نہ آهي. هڪ قول هي بہ آهي تہ عذاب انهن تي اهڙي طرح ڇانئجي ويندو جو اهي ڳالهائي نہ سگهندا.

اِنَّ فِیۡ ذٰلِکَ لَاٰیٰتٍ لِّقَوۡمٍ یُّؤۡمِنُوۡنَ ﴿۸٦﴾ وَیَوۡمَ یُنۡفَخُ فِی الصُّوۡرِ

بيشڪ ان ۾ ضرور نشانيون آهن ايمان وارن ماڻهن جي واسطي ۽ وٺ١٤٧ ۽ جنهن ڏينهن صور ڦوڪيو ويندو

فَفَزِعَ مَنۡ فِی السَّمٰوٰتِ وَمَنۡ فِی الۡاَرۡضِ اِلَّا مَنۡ شَآءَ اللّٰہُ ؕ

وٺ١٤٨ پوءِ گهبرائجي ويندا جيترا آسمان ۾ آهن ۽ جيترا زمين ۾ آهن وٺ١٤٩ مگر جنهن کي

وَکُلٌّ اَتَوۡہُ دٰخِرِیۡنَ ﴿۸۷﴾ وَتَرَی الۡجِبَالَ تَحۡسَبُہَا جَامِدَۃً وَّہِیَ

خدا گهري وٺ١٥٠ ۽ سمورا ان جي حضور حاضر ٿيا عاجزي ڪندي وٺ١٥١ ۽ تون ڏسندين جبلن کي خيال ڪندين ته اهي ڄميل

تَمُرُّ مَرَّ السَّحَابِ ؕ صُنۡعَ اللّٰہِ الَّذِیۡۤ اَتۡقَنَ کُلَّ شَیۡءٍ ؕ اِنَّہٗ خَبِیۡرٌۢ

آهن حالانڪ اهي هلندا ٿهوندا ڪڪرن وانگر هلڻ وٺ١٥٢ اهي ڪم آهي الله جو جنهن حڪمت سان ناهي هر شيءِ

بِمَا تَفۡعَلُوۡنَ ﴿۸۸﴾ مَنۡ جَآءَ بِالۡحَسَنَۃِ فَلَہٗ خَیۡرٌ مِّنۡہَا ۚ وَہُمۡ

بيشڪ ان کي خبر آهي توهان جي ڪمن جي. جنهن نيڪي ڪئي وٺ١٥٣ ان جي واسطي ان کان بهتر انعام آهي وٺ١٥٤

مِّنۡ فَزَعٍ یَّوۡمَئِذٍ اٰمِنُوۡنَ ﴿۸۹﴾ وَمَنۡ جَآءَ بِالسَّیِّئَۃِ فَکُبَّتۡ

۽ اهي ان ڏينهن جي گهبراهٽ کان امن ۾ هوندا وٺ١٥٥ ۽ جنهن برائي ڪئي وٺ١٥٦ پوءِ انهن جا منهن اونڌا

وُجُوۡہُہُمۡ فِی النَّارِ ؕ ہَلۡ تُجۡزَوۡنَ اِلَّا مَا کُنۡتُمۡ تَعۡمَلُوۡنَ ﴿۹۰﴾

ڪيا ويا باه ۾ وٺ١٥٧ توهان کي ڇا بدلو ملندو مگر انهيءَ جو جيڪو ڪندا هُئا وٺ١٥٨

اِنَّمَاۤ اُمِرۡتُ اَنۡ اَعۡبُدَ رَبَّ ہٰذِہِ الۡبَلۡدَۃِ الَّذِیۡ حَرَّمَہَا وَلَہٗ

مون کي ته اهوئي حڪم ٿيو آهي جو عبادت ڪريان هن شهر جي رب جي وٺ١٥٩ جنهن ان کي حرمت وارو ڪيو آهي

کُلُّ شَیۡءٍ ۫ وَّاُمِرۡتُ اَنۡ اَکُوۡنَ مِنَ الۡمُسۡلِمِیۡنَ ﴿۹۱﴾ وَاَنۡ اَتۡلُوَا

وٺ١٦٠ سڀ ڪا شيءِ انهيءَ جي آهي ۽ مون کي حڪم ٿيو آهي ته مان فرمانبردارن ۾ هجان. ۽ هيءُ ته قرآن

الۡقُرۡاٰنَ ۚ فَمَنِ اہۡتَدٰی فَاِنَّمَا یَہۡتَدِیۡ لِنَفۡسِہٖ ۚ وَمَنۡ ضَلَّ

جي تلاوت ڪريان وٺ١٦١ پوءِ جنهن هدايت اختيار ڪئي انهيءَ پنهنجي فائدي جي واٽ ورتي وٺ١٦٢ ۽ جيڪو گمراه ٿيو وٺ١٦٣

فَقُلۡ اِنَّمَاۤ اَنَا مِنَ الۡمُنۡذِرِیۡنَ ﴿۹۲﴾ وَقُلِ الۡحَمۡدُ لِلّٰہِ سَیُرِیۡکُمۡ

ته فرماءِ ته مان فقط ڊيڄاريندڙ آهيان وٺ١٦٤ ۽ تون فرماءِ سڀ تعريفون الله جي واسطي آهن عنقريب اهو توهان کي پنهنجون نشانيون ڏيکاريندو

اٰیٰتِہٖ فَتَعۡرِفُوۡنَہَا ؕ وَمَا رَبُّکَ بِغَافِلٍ عَمَّا تَعۡمَلُوۡنَ ﴿۹۳﴾ ع

پوءِ توهان ان کي سڃاڻي وٺندؤ وٺ١٦٥ ۽ اي محبوب تنهنجو رب غافل نه آهي اي انسانو توهان جي عملن کان.



وٺ١٤٧ ۽ آيت ۾ موت کان پوءِ زنده ٿيڻ تي دليل آهي. هن ڪري ته جيڪو ڏينهن جي روشني کي رات جي اونداهي سان ۽ رات جي اونداهي کي ڏينهن جي روشني سان تبديل ڪرڻ تي قادر آهي اهو مُئل کي زنده ڪرڻ تي به قادر آهي. رات ۽ ڏينهن جي انقلاب مان پڻ هي به معلوم ٿئي ٿو ته هن ۾ انهن جي دنيوي زندگي جو انتظام آهي پوءِ اهو بيڪار نه ڪيو ويو، بلڪ ان زندگي جي عملن تي عذاب ۽ ثواب جو درست ۽ نيڪ هجڻ حڪمت جي تقاضا آهي ۽ جڏهن دُنيا دارالعمل (عمل جو گهر) آهي ته پوءِ ضروري آهي ته هڪ دارالآخرة به هجي. اُتان جي حياتي ۾ هتان جي عملن جي جزا ملي.

وٺ١٤٨ ۽ ان جي ڦوڪڻ وارو حضرت اسرافيل عليه السلام هوندو.

وٺ١٤٩ اهڙو گهبرائڻ، جيڪو موت جو سبب ٿيندو.

وٺ١٥٠ ۽ جنهن جي دل کي الله تعالىٰ سڪون عطا فرمائي. حضرت ابوهريره رضي الله تعالىٰ عنه کان روايت ٿيل آهي ته اهي شهيد آهن جيڪي پنهنجون تلوارون ڪلهن ۾ لٽڪائي عرش جي چوڌاري حاضر ٿيندا. حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته اهي شهيد آهن. هن ڪري ته اهي پنهنجي پالڻهار وٽ زنده آهن. انهن کي گهبراهٽ نه پهچندي. هڪ قول هي آهي ته ڦوڪ کان پوءِ حضرت جبرئيل، ميڪائيل، اسرافيل ۽ عزرائيل عليهم السلام باقي رهندا.

وٺ١٥١ يعني قيامت جي ڏينهن سڀ ماڻهو موت کان پوءِ جيئرا ڪيا ويندا ۽ ميدان ۾ الله تعالىٰ جي حضور ۾ عاجزي ڪندي حاضر ٿيندا. ماضي جي صيغي سان تعبير فرمائڻ واقع ٿيڻ جي ثابت هجڻ جي لاءِ آهي.

وٺ١٥٢ معنىٰ هي آهي ته ڦوڪ جي وقت ته جبل ڏسڻ ۾ پنهنجي جاءِ تي ثابت ۽ قائم معلوم ٿيندا ۽ حقيقت ۾ اهي ڪڪرن وانگر تيز هلندا هوندا. جيئن ڪڪر وغيره وڏا جسم هلندا آهن ۽ متحرڪ معلوم نه ٿيندا آهن ايستائين جو اهي جبل زمين تي ڪِري ان جي برابر ٿي ويندا. پوءِ ذرا ذرا ٿي ڪري پکڙجي ويندا.

وٺ١٥٣ نيڪي مان مُراد ڪلمهٔ توحيد جي شاهدي آهي. ڪِن مفسرن ته فرمايو خلوصِ عمل ۽ ڪن چيو ته هر طاعت، جيڪا الله تعالىٰ جي لاءِ ڪيل هجي.

وٺ١٥٤ جنت ۽ ثواب.

وٺ١٥٥ جيڪا عذاب جي خوف کان ٿيندي پهرين گهبراهٽ، جنهن جو ذڪر متين آيت ۾ ٿيل آهي، اها هن کان سواءِ آهي.

ع ١١ / ٣

وٺ١٥٦ يعني شرڪ.

وٺ١٥٧ يعني اهي اونڌا باه ۾ اُڇلايا ويندا ۽ جهنم جو خازن انهن کي چوندو. وٺ١٥٨ يعني شرڪ ۽ گناه ۽ الله تعالىٰ پنهنجي رسول مقبول کي فرمائيندو ته توهان فرمايو ته. وٺ١٥٩ يعني مڪه مڪرمه جي ۽ پنهنجي عبادت ان رب سان خاص ڪريان. مڪي شريف جو ذڪر هن ڪري آهي ته اهو محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جو وطن مبارڪ ۽ وحي جي نزول جي جاءِ آهي. وٺ١٦٠ جو اتي نه ڪنهن انسان جو خون وهايو وڃي، نه ڪو شڪار ماريو وڃي، نه اتان جو گاه ڪٽيو وڃي. وٺ١٦١ خدا جي مخلوق کي ايمان جي دعوت ڏيڻ جي لاءِ. وٺ١٦٢ ان جو نفعو ۽ ثواب اُهو لهندو. وٺ١٦٣ ۽ خدا جي پياري رسول جي اطاعت نه ڪري ۽ ايمان نه آڻي. وٺ١٦٤ منهنجي ذمي پيغام پهچائڻ هو. اهو مان پورو ڪيو (هيءُ حڪم جهاد جي آيت سان منسوخ آهي) وٺ١٦٥ انهن نشانين مان مُراد چنڊ جو چيرجڻ وغيره معجزا آهن ۽ اهي سزائون جيڪي دُنيا ۾ آيون جيئن بدر ۾ ڪافرن جو قتل ۽ قيد ٿيڻ ۽ ملائڪن جو انهن کي مارڻ. ⁂




سورة قصص مکي آهي ۽ هن ۾ اٺاسي آيتون ۽ نو رکوع آهن

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١

طٰسٓمّٓ ﴿١﴾ تِلْكَ اٰيٰتُ الْكِتٰبِ الْمُبِيْنِ ﴿٢﴾ نَتْلُوْا عَلَيْكَ مِنْ

هي آيتون آهن روشن ڪتاب جون ف٢. اسان تنهنجي مٿان پڙهون ٿا

نَّبَاِ مُوْسٰى وَفِرْعَوْنَ بِالْحَقِّ لِقَوْمٍ يُّؤْمِنُوْنَ ﴿٣﴾ اِنَّ

موسىٰ ۽ فرعون جي سچي خبر انهن ماڻهن جي واسطي جيڪي ايمان رکن ٿا. بيشڪ فرعون

فِرْعَوْنَ عَلَا فِي الْاَرْضِ وَجَعَلَ اَهْلَهَا شِيَعًا يَّسْتَضْعِفُ

زمين ۾ ڏاڍو سان هليو ف٣ ۽ اتي جي ماڻهن کي پنهنجو تابع بنايائين انهن ماهڪڙي ٽولي کي ف٤ ڪمزور ٿي رکيائين

طَآئِفَةً مِّنْهُمْ يُذَبِّحُ اَبْنَآءَهُمْ وَيَسْتَحْيٖ نِسَآءَهُمْ ؕ اِنَّهٗ كَانَ

انهن جي پٽن کي ذبح ڪندو هو ۽ انهن جي عورتن کي زنده ڇڏيندو هو ف٥ بيشڪ اهو

مِنَ الْمُفْسِدِيْنَ ﴿٤﴾ وَنُرِيْدُ اَنْ نَّمُنَّ عَلَى الَّذِيْنَ اسْتُضْعِفُوْا

فسادي هو. اسان گهريو پئي ته انهن ڪمزورن تي احسان فرمايون

فِي الْاَرْضِ وَنَجْعَلَهُمْ اَئِمَّةً وَّنَجْعَلَهُمُ الْوٰرِثِيْنَ ﴿٥﴾ وَ

۽ انهن کي پيشوا بنايون ف٦ ۽ انهن کي (انهن جي) مال ۽ ملڪ جو وارث بنايون ف٧. ۽

نُمَكِّنَ لَهُمْ فِي الْاَرْضِ وَنُرِيَ فِرْعَوْنَ وَهَامٰنَ وَجُنُوْدَهُمَا

انهن کي ف٨ زمين ۾ قبضو ڏيون ۽ فرعون ۽ هامان ۽ انهن جي لشڪرن کي اهوئي ڏيکاريون جنهن جو

مِنْهُمْ مَّا كَانُوْا يَحْذَرُوْنَ ﴿٦﴾ وَاَوْحَيْنَآ اِلٰۤى اُمِّ مُوْسٰۤى اَنْ

کين انهن جي طرف کان خطرو هو. ف٩ ۽ اسان موسىٰ جي ماءُ کي الهام فرمايو ف١٠ ته ان کي کير پيار

اَرْضِعِيْهِ ۚ فَاِذَا خِفْتِ عَلَيْهِ فَاَلْقِيْهِ فِي الْيَمِّ وَلَا تَخَافِيْ

ف١١ پوءِ جڏهن تو کي ان بابت ڊپ ٿئي ف١٢ ته پوءِ ان کي درياءَ ۾ وجهي ڇڏ ۽ خوف نه ڪر ف١٣

وَلَا تَحْزَنِيْ ۚ اِنَّا رَآدُّوْهُ اِلَيْكِ وَجَاعِلُوْهُ مِنَ الْمُرْسَلِيْنَ ﴿٧﴾

۽ نه ئي غم ڪر ف١٤ بيشڪ اسان ان کي تنهنجي طرف موٽائي آڻينداسين ۽ ان کي رسول بنائينداسين. ف١٥



ف١ سورة قصص مکي آهي چئن آيتن کان سواءِ، جيڪي اَلَّذِيْنَ اٰتَيْنٰهُمُ الْكِتٰبَ کان شروع ٿي لَا نَبْتَغِي الْجٰهِلِيْنَ تي پوريون ٿين ٿيون ۽ هن سورة ۾ هڪ آيت اِنَّ الَّذِيْ فَرَضَ اهڙي آهي، جيڪا مکي مڪرم ۽ مديني معظم جي وچ ۾ نازل ٿي. هن سورة ۾ نو رکوع، اٺاسي آيتون، چار سؤ ايڪيتاليهه ڪلما ۽ پنج هزارات سؤ حرف آهن.

ف٢ جيڪي حق کي باطل کان جدا ڪن ٿيون.

ف٣ يعني سرزمين مصر ۾ ان جو تسلط هو ۽ اهو ظلم ۽ تڪبر ۾ انتها کي پهچي چڪو هو، ايستائين جو ان پنهنجي عبديت ۽ ٻانهوهجڻ ب وساري ڇڏيو هو.

ف٤ يعني بني اسرائيلن کي.

ف٥ يعني ڇوڪرين کي پنهنجي خدمت لاءِ جيئرو ڇڏي ڏيندو هو ۽ ڇوڪرن کي ذبح ڪرڻ جو سبب هي هو ته ڪاهنن ان کي چيئي ڇڏيو هو ته بني اسرائيلن ۾ هڪ ٻار پيدا ٿيندو، جيڪو تنهنجي ملڪ جي زوال جو سبب ٿيندو، تنهن ڪري اهو ايئن ڪندو هو ۽ اها ان جي نهايت بيوقوفي هئي؛ ڇو ته اهو جيڪڏهن پنهنجي خيال ۾ ڪاهنن کي سچو سمجهندو هو ته اها ڳالهه ڪنهن به صورت ٽري ٿي نٿي سگهي، پوءِ ڇوڪرن کي قتل ڪرڻ مان ڇا حاصل: ۽ اگر سچو نه ٿي ڄاڻندو هو، پوءِ اهڙي اجائي ڳالهه جو ڪهڙو لحاظ هو ۽ قتل ڪرڻ جا معنيٰ رکندو هو.

ف٦ ۽ اهي ماڻهن کي نيڪي جي واٽ ٻڌائن ۽ ماڻهو نيڪي ۾ انهن جي تابعداري ڪن.

ف٧ يعني فرعون ۽ سندس قوم جا مال ۽ ملڪيتون انهن ضعيف بني اسرائيلن کي ڏيئي ڇڏيون.

ف٨ مصر ۽ شام جي.

ف٩ ته بني اسرائيلن جي هڪ فرزند جي هٿان انهن جي ملڪ جو زوال ۽ انهن جي هلاڪت ٿيئي. ف١٠ حضرت موسىٰ عليه السلام جي والده جو نالو يوحانذ آهي، ۽ لاوي بن يعقوب جي نسل مان آهي. الله تعالىٰ ان کي خواب ۾ يا ملائڪن جي ذريعي يا سندس دل ۾ الهام فرمايو. ف١١ اهڙي طرح اهي چند ڏينهن کيس کير پياريندي رهي. ان عرصي ۾ نه ٻار روئو، نه ان جي گود ۾ ڪا حرڪت ڪيائين نه ئي سندس پيڻ کان سواءِ ڪنهن ٻئي کي سندس ولادت جي خبر هئي. ف١٢ ته پاڙيسري واقف ٿي ويا آهن ۽ اهي چغلي هڻندا ۽ فرعون لعين ان فرزند ارجمند جي قتل جي پٺيان لڳندو. ف١٣ يعني نيل مصر ۾ ٻڏڻ ۽ هلاڪت جو خوف نه ڪر. ف١٤ ان جي جدائي جو. ف١٥ پوءِ ان حضرت موسىٰ عليه السلام کي ٽي مهينا کير پياريو ۽ جڏهن کيس فرعون جي طرف کان انديشو ٿيو ته ڏهن هڪ صندوق ۾ (جيڪا خاص طور تي ان مقصد لاءِ ٺاهي وئي هئي) رکي رات جي وقت نيل درياءَ ۾ لوڙهي ڇڏيائين.

30

فَالْتَقَطَهٗۤ اٰلُ فِرْعَوْنَ لِيَكُوْنَ لَهُمْ عَدُوًّا وَّحَزَنًا ؕ اِنَّ فِرْعَوْنَ

پوءِ کڻي ورتوان کي فرعون جي گهروارن ١٦ جو اهو ٿي پوي انهن جو دشمن ۽ انهن جي غم جو سبب ١٧ بيشڪ

وَهَامٰنَ وَجُنُوْدَهُمَا كَانُوْا خٰطِئِيْنَ ﴿٨﴾ وَقَالَتِ امْرَاَتُ فِرْعَوْنَ

فرعون ۽ هامان ١٨ ۽ انهن جا لشڪر خطاڪار هئا ١٩ ۽ فرعون جي بيبي چيو

قُرَّتُ عَيْنٍ لِّيْ وَلَكَ ؕ لَا تَقْتُلُوْهُ ۖ عَسٰۤى اَنْ يَّنْفَعَنَاۤ

٢٠ هي ٻار منهنجي ۽ تنهنجي اکين جو ٺار آهي هن کي قتل نه ڪيو شايد هي اسان کي نفعو ڏي

اَوْ نَتَّخِذَهٗ وَلَدًا وَّهُمْ لَا يَشْعُرُوْنَ ﴿٩﴾ وَاَصْبَحَ فُؤَادُ اُمِّ

يا اسان ان کي پٽ ڪري وٺون ٢١ ۽ اهي بي خبر هئا. ٢٢ ۽ صبح جو موسىٰ جي ماءُ جي دل

مُوْسٰى فٰرِغًا ؕ اِنْ كَادَتْ لَتُبْدِيْ بِهٖ لَوْلَاۤ اَنْ رَّبَطْنَا عَلٰى

بيقرار ٿي پئي ٢٣ بيشڪ قريب هو جو اها هن جو حال ظاهر ڪري وجهي ٢٤ جيڪڏهن اسان ان جي دل کي مضبوط نه ڪريون ها.

قَلْبِهَا لِتَكُوْنَ مِنَ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿١٠﴾ وَقَالَتْ لِاُخْتِهٖ قُصِّيْهِ ۫

جو ان کي اسان جي واعدي جو يقين رهي ٢٥ ۽ ان جي ماءُ ان جي ڀيڻ کي چيو ٢٦ ان جي پٺيان وڃ

فَبَصُرَتْ بِهٖ عَنْ جُنُبٍ وَّهُمْ لَا يَشْعُرُوْنَ ۙ﴿١١﴾ وَحَرَّمْنَا عَلَيْهِ

پوءِ ان کي پري کان ڏسندي رهي ۽ انهن کي ڪا خبر ڪا نه هئي. ٢٧ ۽ اسان اڳيئي سمورئون

الْمَرَاضِعَ مِنْ قَبْلُ فَقَالَتْ هَلْ اَدُلُّكُمْ عَلٰۤى اَهْلِ بَيْتٍ

دايون ان تي حرام ڪري ڇڏيون هيون ٢٨ پوءِ چيائين ڇا مان توهان کي ڏس ڏيان اهڙن گهر وارن جو جيڪي توهان جي

يَّكْفُلُوْنَهٗ لَكُمْ وَهُمْ لَهٗ نٰصِحُوْنَ ﴿١٢﴾ فَرَدَدْنٰهُ اِلٰۤى اُمِّهٖ كَيْ

هن ٻار کي پالي ڏين ۽ اهي ان جا خيرخواه هجن ٢٩ پوءِ اسان ان کي سندس ماءُ جي طرف موٽايو جيئن ماءُ جون اکيون

تَقَرَّ عَيْنُهَا وَلَا تَحْزَنَ وَلِتَعْلَمَ اَنَّ وَعْدَ اللّٰهِ حَقٌّ وَّلٰكِنَّ

ٺرن ۽ غمگين نه ٿئي ۽ يقين ڪري ته الله جو واعدو سچو آهي پر

اَكْثَرَهُمْ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿١٣﴾ وَلَمَّا بَلَغَ اَشُدَّهٗ وَاسْتَوٰۤى اٰتَيْنٰهُ

اڪثر ماڻهو نٿا ڄاڻن ٣٠ ۽ جڏهن پنهنجي جواني کي پهتو ۽ پورو زوروارو ٿيو ٣١ اسان ان کي حڪم

حُكْمًا وَّعِلْمًا ؕ وَكَذٰلِكَ نَجْزِي الْمُحْسِنِيْنَ ﴿١٤﴾ وَدَخَلَ

۽ علم عطا ڪيو ٣٢ ۽ اسان اهڙو ئي انعام ڏيندا آهيون چڱن کي ۽ ان شهر ۾ داخل ٿيو

ع ١ / ١٣ / ٣

١٦ ان رات جي صبح جو ۽ ان صندوق کي فرعون جي اڳيان رکيائون ۽ اها کولي وئي ته حضرت موسىٰ عليه السلام برآمد ٿيو ۽ پنهنجي آڱوٺي مان کير چوسي پيو. ١٧ آخر کان ١٨ جيڪو ان جو وزير هو. ١٩ يعني نافرمان. الله تعالىٰ انهن کي هي سزا ڏني جو سندن هلاڪ ڪرڻ واري دشمن جي پرورش ڪرائي. ٢٠ جڏهن فرعون پنهنجي قوم جي ماڻهن جي برغلائڻ سان حضرت موسىٰ عليه السلام جي قتل جو ارادو ڪيو. ٢١ ڇوته اهو ان جي قابل آهي. فرعون جي گهرواري آسيه تمام نيڪ بيبي هئي. نبين سڳورن جي نسل مان هئي. غريبن ۽ مسڪينن تي رحم ڪرم ڪندي هئي. تنهن فرعون کي چيو ته هي ٻار سال کان وڌيڪ عمر جو معلوم ٿئي ٿو ۽ تون هن سال ۾ پيدا ٿيندڙ ٻارن جي قتل جو حڪم ڏنو آهي: ان کان سواءِ هي به معلوم ناهي ته هي ٻار درياءَ ۾ ڪهڙي سرزمين کان آيو آهي. جڏهن ته توکي جنهن ٻار جو انديشو آهي، سو هن ئي ملڪ جي بني اسرائيلن مان ٻڌايو ويو آهي. آسيه سڳوري جي اها ڳالهه انهن ماڻهن مڃي. ٢٢ ان کان، جيڪو انجام ٿيڻ وارو هو. ٢٣ جڏهن ان ٻڌو ته سندس فرزند فرعون جي هٿ ۾ پهچي ويو آهي. ٢٤ ۽ مادري محبت جي جوش ۾ وابناه وابناه (هاءِ پٽ هاءِ پٽ) پڪاري ويهي ها. ٢٥ جيڪو واعدو اسان ڪري چڪا آهيون ته تنهنجي ان فرزند کي تنهنجي طرف موٽائيندا سون. ٢٦ جنهن جو نالو مريم هو ته حال معلوم ڪرڻ لاءِ. ٢٧ ته هيءَ ان ٻار جي ڀيڻ آهي ۽ ان جي نگراني ڪري ٿي. ٢٨ اهڙي طرح جيتري قدر دايون حاضر ڪيون ويون، مگر ٻار انهن مان ڪنهن جي ڇاتي کي وات مبارڪ نه لاتو. سو انهن ماڻهن کي گهڻو فڪر ٿيو ته اهڙي دائي ڪٿان حاصل ڪجي، جنهن جو کير ٻار پين. داين سان گڏ سندس ڀيڻ به اهو حال ڏسڻ وئي هئي. هائي ان موقعو لڌو. ٢٩ اهڙي طرح ان انهن جي خواهش تي پنهنجي والده کي انهن وٽ آندو. حضرت موسىٰ عليه السلام فرعون جي گود ۾ هو ۽ کير جي لاءِ روئي پيو. فرعون کيس شفقت منجهان ماٺ ڪرائڻ ۾ مصروف هو. جڏهن سندس والده آئي ۽ ان جي خوشبو لڌائين ته کيس قرار آيو ۽ ٻار ان جو کير پيئڻ لڳا. فرعون چيو تون ٻار جي ڇا لڳين جو هن تنهنجي کير کان سواءِ ٻي ڪنهن جي به کير کي وات نه لاتو. انچيو مان هڪ عورت آهيان، پاڪ صاف رهندي آهيان، منهنجو کير خوشگوار آهي، جسم خوشبودار آهي: ان ڪري جن ٻارن جي طبيعت ۾ نفاست ٿئي ٿي، سي ٻين عورتن جو کير نٿا پيئن. مگر منهنجو کير پيئن ٿا. فرعون کير پيارڻ لاءِ کيس مقرر ڪري ٻار حوالي ڪيو ۽ کيس گهر وڃڻ جي اجازت ڏني. اهڙي طرح ٻار پنهنجي لخت جگر کي پنهنجي گهر کڻي آئي ۽ الله تبارڪ وتعالىٰ جو سچو واعدو پورو ٿيو ۽ کيس ڪامل اطمينان ٿي ويو ته هي فرزند ارجمند ضرور نبي ٿيندو. الله تعالىٰ ان واعدي جو ذڪر فرمايو آهي. ٣٠ ۽ شڪ ۾ رهن ٿا. حضرت موسىٰ عليه السلام پنهنجي والده وٽ کير پيئڻ جي زماني تائين رهيو ۽ ان زماني ۾ فرعون ان کي هڪ اشرفي روز انو ڏيندو رهيو. کير ڇڏائڻ کان پوءِ ٻار حضرت موسىٰ عليه السلام کي فرعون وٽ وٺي آئي ۽ ٻار اتي پرورش پائڻ لڳو. ٣١ عمر شريف ٽيهن سالن کان وڌيڪ ٿي وئي. ٣٢ يعني دين ۽ دنيا جي مصلحتن جو علم.

الْمَدِيْنَةَ عَلٰى حِيْنِ غَفْلَةٍ مِّنْ اَهْلِهَا فَوَجَدَ فِيْهَا رَجُلَيْنِ
ف۳۳ جنهن وقت شهر وارا پنهنجي ننڊ ۾ بي خبرهئا ف۳۴ پوءِ اتي ٻه ماڻهو وڙهندي

يَقْتَتِلٰنِ ۚ هٰذَا مِنْ شِيْعَتِهٖ وَ هٰذَا مِنْ عَدُوِّهٖ ۚ فَاسْتَغَاثَهُ
ڏٺائين هڪڙو موسىٰ جي جماعت مان هو ف۳۵ ٻيو ان جي دشمنن جي ٽولي مان ف۳۶ پوءِ جيڪو سندس

الَّذِيْ مِنْ شِيْعَتِهٖ عَلَى الَّذِيْ مِنْ عَدُوِّهٖ ۙ فَوَكَزَهٗ مُوْسٰى
ٽولي مان هو ف۳۷ ان موسىٰ کان مدد گهري ان جي خلاف جيڪو ان جي دشمنن مان هو پوءِ موسىٰ ان کي مُڪ هڻي

فَقَضٰى عَلَيْهِ ۖ قَالَ هٰذَا مِنْ عَمَلِ الشَّيْطٰنِ ؕ اِنَّهٗ عَدُوٌّ مُّضِلٌّ
ف۳۸ پوءِ ان کي پورو ڪري ڇڏيائين ف۳۹ چيائين هي ڪم ته شيطان جو ٿي پيو ف۴۰ بيشڪ اهو دشمن آهي کليو گمراهه ڪرڻ وارو

مُّبِيْنٌ ۝۱۵ قَالَ رَبِّ اِنِّيْ ظَلَمْتُ نَفْسِيْ فَاغْفِرْ لِيْ فَغَفَرَ لَهٗ ؕ
عرض ڪيائين اي منهنجا رب مون پنهنجي جان تي زيادتي ڪئي ف۴۱ پوءِ مون کي بخشي ڇڏ پوءِ رب ان کي بخشي ڇڏيو

اِنَّهٗ هُوَ الْغَفُوْرُ الرَّحِيْمُ ۝۱۶ قَالَ رَبِّ بِمَاۤ اَنْعَمْتَ عَلَيَّ فَلَنْ
بيشڪ اهو بخشڻهار مهربان آهي. عرض ڪيائين اي منهنجا رب جيئن تو مون تي احسان ڪيو پوءِ هاڻي ف۴۲

اَكُوْنَ ظَهِيْرًا لِّلْمُجْرِمِيْنَ ۝۱۷ فَاَصْبَحَ فِي الْمَدِيْنَةِ خَآئِفًا
مان ڪڏهن به مجرمن جو مددگار نه ٿيندس. پوءِ صبح ڪيائين ان شهر ۾ ڊڄندي ان انتظار ۾ ته

يَّتَرَقَّبُ فَاِذَا الَّذِي اسْتَنْصَرَهٗ بِالْاَمْسِ يَسْتَصْرِخُهٗ ؕ قَالَ
ڇا ٿو ٿئي ف۴۳ تڏهن ڏسي ته اهو جنهن ڪالهه ان کان مدد گهري هئي فرياد ڪري رهيو آهي ف۴۴ موسىٰ ان کي فرمايو

لَهٗ مُوْسٰۤى اِنَّكَ لَغَوِيٌّ مُّبِيْنٌ ۝۱۸ فَلَمَّاۤ اَنْ اَرَادَ اَنْ يَّبْطِشَ
بيشڪ تون کليو گمراهه آهين ف۴۵ پوءِ جڏهن موسىٰ گهريو جو ان کي پڪڙي جيڪو انهن ٻنهي جو دشمن

بِالَّذِيْ هُوَ عَدُوٌّ لَّهُمَا ۙ قَالَ يٰمُوْسٰۤى اَتُرِيْدُ اَنْ تَقْتُلَنِيْ
آهي ف۴۶ اهو چيو اي موسىٰ ڇا تون مون کي ائين ئي قتل ڪرڻ چاهين ٿو جيئن تو ڪالهه هڪ شخص

كَمَا قَتَلْتَ نَفْسًۢا بِالْاَمْسِ ۖۗ اِنْ تُرِيْدُ اِلَّاۤ اَنْ تَكُوْنَ جَبَّارًا
قتل ڪري ڇڏيو تون ته اهوئي ٿو گهرين ته زمين ۾ سختگير بڻجين

فِي الْاَرْضِ وَمَا تُرِيْدُ اَنْ تَكُوْنَ مِنَ الْمُصْلِحِيْنَ ۝۱۹ وَ
۽ اصلاح ڪرڻ گهرين ئي نه ٿو ف۴۷ ۽



ف۳۳ اهو شهر يا ته منف هو، جيڪو مصر جي حد ۾ آهي، ان جو اصل مافه آهي، قبطي زبان ۾ ان لفظ جي معنىٰ آهي ٽيهه. هي پهريون شهر آهي، جيڪو حضرت نوح عليه السلام جي طوفان کان پوءِ آباد ٿيو. ان سرزمين ۾ مصر بن حام اقامت ڪئي. اهي اقامت وارا ڪل ٽيهه هئا تنهن ڪري ان جو نالو مافه ٿيو. پوءِ ان جي عربي منف ٿي يا اهو شهر حابين هو جيڪو مصر کان ٻن فرسنگن جي مفاصلي تي هو. هڪ قول هي به آهي ته اهو شهر عين شمس هو (جمل ۽ خازن). ف۳۴ ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام جو پوشيده طور تي داخل ٿيڻ جو سبب هي هو ته جڏهن حضرت موسىٰ عليه السلام جوان ٿيو ته پاڻ حق جو بيان ۽ فرعون ۽ فرعونين جي گمراهي جو رد شروع ڪيائين. بني اسرائيلن جا ماڻهو سندس ڳالهه ٻڌندا هئا ۽ سندس تابعداري ڪندا هئا. پاڻ فرعونين جي دين جي منع فرمائيندا هئا. آهستي آهستي ان جو چرچو ٿيو ۽ فرعوني ڳولا ۾ هئا. ان ڪري پاڻ جنهن ڳوٺ ۾ داخل ٿيندا هئا ته اهڙي وقت ۾ داخل ٿيندا هئا، جڏهن اتان جا ماڻهو غفلت ۾ هوندا هئا. حضرت علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنه کان روايت ٿيل آهي ته اهو ڏينهن عيد جو هو، ماڻهو راند ۽ روند ۾ مشغول هئا (مدارڪ ۽ خازن). ف۳۵ بني اسرائيلن مان. ف۳۶ يعني قبطي فرعون جي قوم مان. اهو اسرائيلي تي ظلم ڪري رهيو هو ته جيئن ان تي ڪاٺين جو ڍير لڏي فرعون جي باورچي خاني ۾ کڻي وڃي. ف۳۷ يعني حضرت موسىٰ عليه السلام جي. ف۳۸ پهريائين پاڻ قبطي کي چيائين ته اسرائيلي تي ظلم نه ڪر، ان کي ڇڏي ڏي، پر اهو باز نه آيو ۽ بدزباني ڪرڻ لڳو ته حضرت موسىٰ عليه السلام ان کي ان ظلم کان روڪڻ لاءِ ڪليل هنيو. ف۳۹ يعني اهو مري ويو ۽ پاڻ ان کي واري ۾ دفن ڪري ڇڏيائين. سندس ارادو قتل ڪرڻ جو نه هو. ف۴۰ يعني ان قبطي جو اسرائيلي تي ظلم ڪرڻ، جيڪو ان جي هلاڪت جو سبب ٿيو (خازن). ف۴۱ هي ڪلام حضرت موسىٰ عليه السلام جو نواضت جي طريقي سان آهي؛ ڇو ته ڪا نشر ڪا نافرماني سرزد نه ٿي ۽ نبي سڳورا معصوم آهن، انهن کان گناهه نه ٿا ٿين. قبطي کي مارڻ سندس ظلم جي دفع ڪرڻ ۽ مظلوم جي مدد ڪرڻ لاءِ هو اهو ڪنهن به ملت ۾ گناهه نه آهي، پوءِ به پنهنجي طرف تقصير جي نسبت ڪرڻ ۽ استغفار گهرڻ اهو مقرب ٻانهن جو دستور آهي ڪن مفسرن فرمايو ته هن ۾ افضل کي ڇڏي ڏنو ويو هو ان ڪري حضرت موسىٰ عليه السلام ترڪِ اوليٰ کي زيادتي فرمايو ۽ ان ۾ الله تعالىٰ کان بخشش طلب ڪيائين. ف۴۲ هي ڪرم به ڪر جو مون کي فرعون جي صحبت ۽ ان وٽ رهڻ کان به بچاءِ جو ان ٽولي ۾ شمار ڪيو ويو، ڇو ته هڪ قسم جو مددگار ثابت ٿيڻ آهي. ف۴۳ ته خبر اچي ته ان قبطي جي مارڻ جو ڪهڙو نتيجو نڪري ۽ ان جي قوم جا ماڻهو ڇا ٿا ڪن. ف۴۴ حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته فرعون جي قوم جي ماڻهن فرعون کي اطلاع ڏنو ته ڪنهن بني اسرائيل اسان جي هڪ ماڻهو کي ماري ڇڏيو آهي. ان تي فرعون چيو ته قاتل ۽ شاهدن کي ڳوليو. فرعوني گشت ڪندا رهيا ۽ انهن کي ڪو به ثبوت نه مليو. ٻئي ڏينهن جڏهن حضرت موسىٰ عليه السلام کي وري اهڙو اتفاق پيش آيو ته اهو ئي بني اسرائيل، جنهن هڪ ڏينهن اڳ مدد گهري هئي اڄ وري هڪ فرعوني سان وڙهي رهيو آهي ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام کي ڏسي ان کي فرياد ڪرڻ لڳو، تڏهن حضرت. ف۴۵ مراد هي آهي ته روزانو ماڻهن سان وڙهين ٿو، پاڻ کي به مصيبت ۽ پريشاني ۾ وجهين ٿو ۽ پنهنجي مددگارن کي به، ڇو اهڙن موقعن کان نٿو بچين ۽ احتياط ڇو نٿو ڪرين؟ وري حضرت موسىٰ عليه السلام کي رحم آيو ۽ پاڻ گهريائين ته ان کي فرعوني جي ظلم کان ڇوٽڪارو ڏيارين. ف۴۶ يعني فرعوني کي پڪڙڻ اسرائيلي غلطي کان هي سمجهيو ته حضرت موسىٰ عليه السلام مون کان خفا آهي، مون کي پڪڙڻ گهري ٿو اهو سمجهي. ف۴۷ فرعوني اها ڳالهه ٻڌي وڃي فرعون کي ٻڌايو ته ڪالهه جو فرعوني مقتول جو قاتل حضرت موسىٰ عليه السلام آهي. اهو ٻڌي فرعون حضرت موسىٰ عليه السلام جي قتل جو حڪم ڏنو ۽ ماڻهو حضرت موسىٰ عليه السلام کي ڳولڻ لاءِ نڪتا.

جَآءَ رَجُلٌ مِّنْ اَقْصَا الْمَدِيْنَةِ يَسْعٰى قَالَ يٰمُوْسٰٓى اِنَّ

شهر جي پرئين ڇيڙي کان هڪ شخص (و٤٨) ڊڪندو آيو چيائين اي موسىٰ بيشڪ درٻار وارا (و٤٩) تنهنجي قتل جو مشورو ڪري

الْمَلَاَ يَاْتَمِرُوْنَ بِكَ لِيَقْتُلُوْكَ فَاخْرُجْ اِنِّيْ لَكَ مِنَ

رهيا آهن پوءِ نڪري وڃ (و٥٠) مان تنهنجو خير خواهه آهيان

النّٰصِحِيْنَ (٢٠) فَخَرَجَ مِنْهَا خَآئِفًا يَّتَرَقَّبُ قَالَ رَبِّ نَجِّنِيْ مِنَ

(و٥١) پوءِ ان شهر مان نڪتو ڊڄندي هن انتظار ۾ ته هاڻي ڇا ٿو ٿئي، عرض ڪيائين اي منهنجا رب مون کي ظالمن کان بچاءِ

الْقَوْمِ الظّٰلِمِيْنَ (٢١) ع وَلَمَّا تَوَجَّهَ تِلْقَآءَ مَدْيَنَ قَالَ عَسٰى

(و٥٢). ۽ جڏهن مدين جي طرف متوجه ٿيو (و٥٣) چيائين قريب آهي جو منهنجو

رَبِّيْٓ اَنْ يَّهْدِيَنِيْ سَوَآءَ السَّبِيْلِ (٢٢) وَلَمَّا وَرَدَ مَآءَ مَدْيَنَ

رب مون کي سڌي واٽ ٻڌائي (و٥٤). ۽ جڏهن مدين جي پاڻي (کوهه) (و٥٥)

وَجَدَ عَلَيْهِ اُمَّةً مِّنَ النَّاسِ يَسْقُوْنَ ۟ۥ وَوَجَدَ مِنْ دُوْنِهِمُ

تي آيو اتي ماڻهن جي هڪ ٽولي کي ڏٺائين جو پنهنجي مال کي پاڻي پياري رهيا آهن ۽ انهن کان هڪ طرف (و٥٦)

امْرَاَتَيْنِ تَذُوْدٰنِ قَالَ مَا خَطْبُكُمَا قَالَتَا لَا نَسْقِيْ حَتّٰى

ٻه عورتون ڏٺائين جيڪي پنهنجي مال کي روڪي بيٺيون هيون (و٥٧) موسىٰ فرمايو تو هان ٻنهي جو ڪهڙو حال (و٥٨) آهي؟ انهن چيو اسان پاڻي نه پياريندڙيون آهيون ايستائين

يُصْدِرَ الرِّعَآءُ وَاَبُوْنَا شَيْخٌ كَبِيْرٌ (٢٣) فَسَقٰى لَهُمَا ثُمَّ تَوَلّٰٓى اِلَى

تائين جو سمورا ڌنار مال پياري موٽائي نه وڃن (و٥٩) ۽ اسان جو پيءُ نهايت پوڙهو آهي (و٦٠) موسىٰ انهن ٻنهي جي مال کي پاڻي پياريو پوءِ

الظِّلِّ فَقَالَ رَبِّ اِنِّيْ لِمَآ اَنْزَلْتَ اِلَيَّ مِنْ خَيْرٍ فَقِيْرٌ (٢٤)

ڇانوَ جي طرف ڦريو (و٦١) عرض ڪيائين اي منهنجا رب مان ان طعام جو جيڪو تون منهنجي طرف لاهين محتاج آهيان (و٦٢)

فَجَآءَتْهُ اِحْدٰىهُمَا تَمْشِيْ عَلَى اسْتِحْيَآءٍ قَالَتْ اِنَّ اَبِيْ يَدْعُوْكَ

پوءِ انهن مان هڪڙي ان وٽ آئي شرمسان هلندي (و٦٣) چيائين منهنجو پيءُ توکي سڏي ٿو ته جو توکي مزدوري ڏي

لِيَجْزِيَكَ اَجْرَ مَا سَقَيْتَ لَنَا فَلَمَّا جَآءَهٗ وَقَصَّ عَلَيْهِ

اسان جي مال کي پاڻي پيارڻ جي (و٦٤) جڏهن موسىٰ ان وٽ آيو ۽ ان کي سچو سچو واقعو ٻڌايائين

الْقَصَصَ قَالَ لَا تَخَفْ نَجَوْتَ مِنَ الْقَوْمِ الظّٰلِمِيْنَ (٢٥)

(و٦٥) چيائين ڊڄ نه تون بچي وئين ظالمن کان. (و٦٦)

ع ٨/٥

منزل ٥

(و٤٨) جنهن کي مؤمن آل فرعون چون ٿا. اها خبر ٻڌي ويجهي رستي کان. (و٤٩) فرعون جا. (و٥٠) شهر مان. (و٥١) اها ڳالهه خيرخواهي ۽ مصلحت انديشي کان چوان ٿو. (و٥٢) يعني فرعون جي قوم کان. (و٥٣) مدين اهو مقام آهي، جتي حضرت شُعيب عليه السلام تشريف رکندو هو. ان کي مدين ابن ابراهيم چوندا آهن. مصر کان ايستائين اٺن ڏينهن جو مفاصلو آهي. هي شهر فرعون جي حڪومت جي حد کان ٻاهر هو. حضرت موسىٰ عليه السلام ان جو ٻه رستو نه ڏٺو هو، نه ڪا ونس سواري هئي، نه سفر جو سامان، نه ڪو ساٿي، رستي ۾ وڻن جي پنن ۽ زمين جي ساوڪ کان سواءِ خوراڪ جي ڪا به شيءِ نه ملندي هئي. (و٥٤) اهڙي طرح الله تعالىٰ هڪ ملائڪ موڪليو، جيڪو کيس مدين تائين وٺي ويو. (و٥٥) يعني کوهه تي. جنهن مان اتان جا ماڻهو پاڻي ڪڍندا هئا ۽ پنهنجن جانورن کي پياريندا هئا، اهو کوهه شهر جي ڀرسان هو. (و٥٦) يعني مردن کان جدا. (و٥٧) هن انتظار ۾ ته ماڻهو فارغ ٿين ۽ کوهه خالي ٿئي؛ ڇو ته کوهه کي ڏاڍن ۽ طاقتور ماڻهن گهيري ۾ رکيو هو، انهن جي هجوم ۾ عورتن کان ممڪن نه هو جو پنهنجن جانورن کي پاڻي پياري سگهن. (و٥٨) يعني پنهنجي جانورن کي پاڻي ڇو نه ٿيون پياريو؟ (و٥٩) ڇو ته نه اسان مردن جي هجوم ۾ وڃي سگهون ٿيون، نه ئي پاڻي ڪڍي سگهون ٿيون. جڏهن اهي ماڻهو پنهنجن جانورن کي پاڻي پياري موٽي ويندا آهن، تڏهن حوض ۾ جيڪو پاڻي بچندو آهي، سو اسان پنهنجن جانورن کي پيارينديون آهيون. (و٦٠) ضعيف آهي، خود اهو ڪم نه ٿو ڪري سگهي؛ ان ڪري جانورن کي پاڻي پيارڻ جي ضرورت اسان کي پيش آئي. جڏهن حضرت موسىٰ عليه السلام انهن جون ڳالهيون ٻڌيون، تڏهن کيس رقت آئي ۽ رحم آيو ۽ اتي ئي ٻيو کوهه، جيڪو ان جي ڀرسان هو ۽ هڪ تمام ڳرو پٿر مٿس رکيل هو، جنهن کي گهڻا ماڻهو گڏجي هٽائي سگهندا هئا، تنهن کي پاڻ اڪيلي سِر هٽائي ڇڏيو. (و٦١) اس ۽ گرمي جي سختي هئي ۽ پاڻ ڪيترن ڏينهن کان ڪاڌو نه واپرايو هئائين، بُک جو صحت غلبو هو، تنهن ڪري آرام حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ وڻ جي ڇانوَ ۾ ويهي رهيو ۽ بارگاهه رب العزت ۾. (و٦٢) حضرت موسىٰ عليه السلام کي ڪاڌو واپرائي پورو هفتو ٿيو هو، ان وچ ۾ هڪ گِرهه نه واپرايو هئائين. پيٽ مبارڪ پُٺي اقدس سان مليل هو. ان حالت ۾ پنهنجي ڪريم رب کان طعام جي طلب ڪيائين ۽ بارگاهِ خداوند قدوس ۾ نهايت قرب ۽ منزلت رکڻ جي باوجود ان عاجزي ۽ انڪساري سان ماني جو گيو طلب ڪيائين. جڏهن اهي صاحبزاديون ان ڏينهن تمام جلد پنهنجي گهر موٽي آيون ته سندن والد ماجد فرمايو ته اڄ ايترو جلد اچڻ جو سبب؟ عرض گذاريائون ته، اسان هڪ نيڪ مرد ڏٺوسي، ان اسان تي رحم ڪيو ۽ اسان جي جانورن کي پاڻي پياريائين. ان تي سندن بزرگوار والد هڪ صاحبزادي کي فرمايو ته وڃ ۽ ان صالح مرد کي مون وٽ وٺي اچ. (و٦٣) مُنهن ٻانهن سان ڍڪي، جسم لڪائي. هي وڏي صاحبزادي هئي، جنهن جو نالو صفورا آهي ۽ هڪ قول هي آهي ته ننڍي هئي. (و٦٤) حضرت موسىٰ عليه السلام اجرت وٺڻ تي راضي نه ٿيو، پر حضرت شعيب عليه السلام جي زيارت ۽ ان جي ملاقات جي ارادي سان هليو ۽ ان صاحبزادي کي فرمايائين ته تون منهنجي پويان ٿي رستو ٻڌائيندي هل. اهو پاڻ پرده رهڻ جي خيال سان فرمايائين ۽ اهڙي طرح تشريف آندائين. جڏهن حضرت موسىٰ عليه السلام حضرت شعيب عليه السلام وٽ پهتو ته ڪاڌو موجود هو؛ حضرت شعيب عليه السلام کيس فرمايو ته ڪاڌو کائو. حضرت موسىٰ عليه السلام منظور نه ڪيو ۽ اعوذ بالله فرمايائين. حضرت شعيب عليه السلام فرمايو ڪاڌي نه کائڻ جو ڪهڙو سبب؟ ڇا ڪو عذر آهي يا توکي بُک لڳل نه آهي؟ پاڻ فرمايائين ته مون خوف کان، جو اهو ڪاڌو منهنجي هن عمل جو عيوض نه ٿي وڃي، جيڪو آئون توهان جي جانورن کي پاڻي پياري انجام ڏنو آهي؛ ڇو ته اسان اهي ماڻهو آهيون، جو چڱي عمل تي عيوض وٺڻ قبول نه ٿا ڪريون. حضرت شعيب عليه السلام فرمايو اي جوان! ائين نه آهي، هي ڪاڌو تنهنجي عمل جو عيوض نه آهي، بلڪ منهنجي ۽ منهنجن ابن ڏاڏن جي عادت آهي ته اسان مهمان نوازي ڪندا آهيون ۽ ڪاڌو کارائيندا آهيون. پوءِ پاڻ ويٺا ۽ ڪاڌو تناول فرمايائون. (و٦٥) ۽ سمورو واقعو ۽ احوال، جيڪي فرعون سان گڏ گذريو هو، پنهنجي ولادت باسعادت کان وٺي قبطي جي قتل ۽ فرعونين جو ڪين قتل جي ارادي سان پويان لڳڻ تائين جو سڀ حضرت شعيب عليه السلام کي ٻڌايائين. (و٦٦) يعني فرعون ۽ فرعونين کان؛ ڇو ته هتي مدين ۾ فرعون جي حڪومت ۽ سلطنت نه آهي. مسئلو :- هن مان ثابت ٿيو ته هڪ شخص جي خبر تي عمل ڪرڻ جائز آهي، توڙي اهو غلام هجي يا عورت، ۽ هي به ثابت ٿيو ته ڌاري سان پرهيزگاري ۽ احتياط سان هلڻ جائز آهي. (مدارڪ)

قَالَتْ اِحْدٰىهُمَا يٰٓاَبَتِ اسْتَاْجِرْهُ ۡ اِنَّ خَيْرَ مَنِ اسْتَاْجَرْتَ الْقَوِيُّ

انهن مان هڪڙي چيو ف٦٧ اي منهنجا پيءُ هن کي نوڪر ڪري رک ف٦٨ بيشڪ ڀلو نوڪر اهو آهي جيڪو طاقتور

الْاَمِيْنُ ﴿٢٦﴾ قَالَ اِنِّيْٓ اُرِيْدُ اَنْ اُنْكِحَكَ اِحْدَى ابْنَتَيَّ هٰتَيْنِ

امانت دار هجي. ف٦٩ چيائين مان چاهيان ٿو ته پنهنجي هنن ٻن نياڻين مان هڪڙي توکي پرڻايان ف٧٠ هن مهر تي جو تون

عَلٰٓي اَنْ تَاْجُرَنِيْ ثَمٰنِيَ حِجَجٍ ۚ فَاِنْ اَتْمَمْتَ عَشْرًا فَمِنْ عِنْدِكَ ۚ

اٺ سال منهنجي نوڪري ڪرين ف٧١ پوءِ جيڪڏهن ڏهه سال پورا ڪرين ته اها تنهنجي طرف کان ف٧٢ آهي

وَمَآ اُرِيْدُ اَنْ اَشُقَّ عَلَيْكَ ۭ سَتَجِدُنِيْٓ اِنْ شَاۗءَ اللّٰهُ مِنَ الصّٰلِحِيْنَ ﴿٢٧﴾

۽ مان توکي تڪليف ۾ وجهڻ نه ٿو چاهيان ف٧٣ عنقريب الله گهريو ته تون مون کي نيڪن مان ڏسندين

قَالَ ذٰلِكَ بَيْنِيْ وَبَيْنَكَ ۭ اَيَّمَا الْاَجَلَيْنِ قَضَيْتُ فَلَا عُدْوَانَ

ف٧٤ موسىٰ چيو منهنجي ۽ تنهنجي وچ ۾ اهو ٺهراءُ ٿي چڪو مان انهن ٻنهي مان جيڪا به مدت پوري ڪريان ف٧٥ پوءِ مون تي

عَلَيَّ ۭ وَاللّٰهُ عَلٰي مَا نَقُوْلُ وَكِيْلٌ ﴿٢٨﴾ ع فَلَمَّا قَضٰى مُوْسَى الْاَجَلَ

ڪو مطالبو ضروري نه هوندو ۽ الله جو ڏمو آهي اسان جي هن قول تي ف٧٦. پوءِ جڏهن موسىٰ پنهنجو مدو پورو ڪيو ف٧٧

وَسَارَ بِاَهْلِهٖٓ اٰنَسَ مِنْ جَانِبِ الطُّوْرِ نَارًا ۚ قَالَ لِاَهْلِهِ امْكُثُوْٓا

۽ پنهنجي بيبي کي وٺي هليو ف٧٨ طور جي طرف هڪڙي باهه ڏٺائين ف٧٩ پنهنجي گهر واري کي چيائين

اِنِّىْٓ اٰنَسْتُ نَارًا لَّعَلِّيْٓ اٰتِيْكُمْ مِّنْهَا بِخَبَرٍ اَوْ جَذْوَةٍ مِّنَ النَّارِ

ترهان ترسو مان هڪ باهه ڏٺي آهي شايد مان اتان ڪا خبر آڻيان ف٨٠ يا

لَعَلَّكُمْ تَصْطَلُوْنَ ﴿٢٩﴾ فَلَمَّآ اَتٰىهَا نُوْدِيَ مِنْ شَاطِئِ الْوَادِ

ترهان جي واسطي باهه جو ڪو ٽانڊو آڻيان جو ترهان سيڪيو. پوءِ جڏهن باهه وٽ پهتو ته ڪيس آواز آيو

الْاَيْمَنِ فِي الْبُقْعَةِ الْمُبٰرَكَةِ مِنَ الشَّجَرَةِ اَنْ يّٰمُوْسٰٓي اِنِّيْٓ

ميدان جي سڄي ڪناري کان ف٨١ برڪت واري جاءِ ۾ وڻ مان ف٨٢ ته اي موسىٰ

اَنَا اللّٰهُ رَبُّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٣٠﴾ ۙ وَاَنْ اَلْقِ عَصَاكَ ۭ فَلَمَّا رَاٰهَا تَهْتَزُّ

بيشڪ مان ئي آهيان الله سمورن جهان جو رب. ف٨٣ ۽ هي ته ڦٽي ڪر پنهنجي لٺ ف٨٤ پوءِ جڏهن موسىٰ

كَاَنَّهَا جَاۗنٌّ وَّلّٰى مُدْبِرًا وَّلَمْ يُعَقِّبْ ۭ يٰمُوْسٰٓي اَقْبِلْ

ان کي چرندي ڏٺو جڻ ته نانگ آهي پٺي ڦيري هليو ۽ مڙي نه ڏٺائين ف٨٥ اي موسىٰ اڳتي اچ



ف٦٧ جيڪا حضرت موسىٰ عليه السلام کي سڏڻ لاءِ موڪلي وئي هئي وڏي يا ننڍي. ف٦٨ ته هي اسان جون ٻڪريون چاريندو رهي ۽ اسان کي نه ڪرڻو پوي. ف٦٩ حضرت شعيب عليه السلام صاحبزادي کان معلوم ڪيو ته توکي ان جي قوت ۽ امانت جو ڪهڙو علم آهي؟ ان عرض ڪيو ته قوت ته ان مان ظاهر آهي جو اُن اڪيلي کوهه تان اهو پٿر لاٿو، جنهن کي ڏهن کان گهٽ ماڻهو نه ٿا کڻي سگهن ۽ امانت هن مان ظاهر آهي ته ان اسان کي ڏسندي ئي سر جهڪايو ۽ نظر نه ڪنيائين ۽ اسان کي چيائين ته ترهان پويان هلو ايئن نه ٿئي جو هوا سان ترهان جا ڪپڙا اڏرن ۽ بدن جو ڪو حصو ظاهر ٿئي. اهو ٻڌي حضرت شعيب عليه السلام، حضرت موسىٰ عليه السلام کي. ف٧٠ اهو واعدو نڪاح هو، عقد جا لفظ نه هئا، ڇو ته مسئلو: عقد جي لاءِ ماضي جو صيغو ضروري آهي. مسئلو: ۽ ايئن ئي منڪوحه جي تعيين به ضروري آهي. ف٧١ مسئلو:- آزاد مرد جو آزاد عورت سان نڪاح ڪنهن ٻئي آزاد شخص جي خدمت ڪرڻ يا ٻڪرين چارڻ کي مهر قرار ڏئي جائز آهي. مسئلو:- ۽ جيڪڏهن آزاد مرد ڪنهن مدت تائين عورت جي خدمت ڪرڻ يا قرآن ڪريم جي تعليم کي مهر قرار ڏيئي نڪاح ڪيو ته نڪاح جائز آهي ۽ اهي شيون مهر نه ٿي سگهنديون بلڪ ان صورت ۾ مهر مثل لازم ٿيندو (هدايه ۽ احمدي). ف٧٢ يعني اها تنهنجي مهرباني ٿيندي ۽ توتي واجب نه ٿيندو. ف٧٣ جو توتي پورا ڏهه سال لازم ڪريان. ف٧٤ پوءِ منهنجي طرف کان سهڻو معاملو ۽ واعده وفائي ئي ٿيندي ۽ انشاء الله تعاليٰ پاڻ الله تعاليٰ جي توفيق ۽ مدد تي ڀروسي ڪرڻ جي لاءِ فرمايائين. ف٧٥ ته ٻي ڏهن سالن جو يا اٺن سالن جو. ف٧٦ پوءِ جڏهن سندس عقد ٿي چڪو، تڏهن حضرت شعيب عليه السلام پنهنجي صاحبزادي کي حڪم ڏنو ته حضرت موسىٰ عليه السلام کي لٺ ڏي، جنهن سان ٻڪرين جي نگهباني ڪري ۽ چيرينڌڙ جانورن کي دفع ڪري. حضرت شعيب عليه السلام وٽ نبين سڳورن جون ڪيتريون ئي لٺيون هيون. صاحبزادي جو هٿ وڃي حضرت آدم عليه السلام جي لٺ مبارڪ تي پيو جيڪا پاڻ جنت مان آندي هئائين ۽ نبي سڳوران جا وارث ٿيندا هلندا اچي آيا ۽ اها حضرت شعيب عليه السلام وٽ پهتي هئي. حضرت شعيب عليه السلام اها لٺ حضرت موسىٰ عليه السلام کي ڏني. ف٧٧ حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما کان روايت ٿيل آهي ته پاڻ وڏو وقت يعني ڏهه سال پورا ڪيائين. پوءِ حضرت شعيب عليه السلام کان مصر جي طرف واپس وڃڻ جي اجازت گهريائين. پاڻ اجازت ڏنائينس. ف٧٨ سندس والد جي اجازت سان مصر ڏانهن. ف٧٩ جڏهن ته پاڻ جهنگ ۾ هو، اونداهي رات هئي، سخت سردي هئي، رستو گم ٿي ويو هو، ان وقت پاڻ باهه ڏسي ڪري. ف٨٠ رستي جي ته ڪهڙي طرف آهي. ف٨١ جيڪو حضرت موسىٰ عليه السلام جي ساڄي پاسي جي طرف هو. ف٨٢ اهو وڻ عناب جو هو يا عوسج جو (عوسج هڪ ڪنڊي دار وڻ آهي جيڪو جهنگ ۾ ٿيندو آهي). ف٨٣ جڏهن حضرت موسىٰ عليه السلام سائي وڻ ۾ باهه ڏٺي ته ڄاتائون ته سواءِ الله تعاليٰ کان هيءَ ڪنهن جي قدرت نه آهي ۽ بيشڪ ان ڪلام جو الله تعاليٰ ئي ڳالهائيندڙ آهي. هي به منقول آهي ته هي ڪلام حضرت موسىٰ عليه السلام صرف ڪنن مبارڪن سان ئي نه پر پنهنجي جسم مبارڪ جي هر جزي سان ٻڌو. ف٨٤ اهڙي طرح پاڻ لٺ اڇلايائين ته اها نانگ ٿي وئي. ف٨٥ تڏهن ندا ڪئي وئي.

وَلَا تَخَفْ ۣ اِنَّكَ مِنَ الْاٰمِنِيْنَ ﴿۳۱﴾ اُسْلُكْ يَدَكَ فِيْ جَيْبِكَ

۽ ڊڄ نہ بيشڪ تون امن وارن مان آهين. ف۸۶ پنهنجو هٿ ف۸۷ گريبان ۾ وجهه

تَخْرُجْ بَيْضَآءَ مِنْ غَيْرِ سُوْٓءٍ ۫ وَّاضْمُمْ اِلَيْكَ جَنَاحَكَ مِنَ

تہ نڪرندو سفيد چمڪدار بي عيب ف۸۸ ۽ پنهنجو هٿ پنهنجي سيني تي رک خوف پري ڪرڻ جي واسطي

الرَّهْبِ فَذٰنِكَ بُرْهَانٰنِ مِنْ رَّبِّكَ اِلٰى فِرْعَوْنَ وَمَلَا۟ئِهٖ ؕ

ف۸۹ پوءِ ٻہ دليل آهن تنهنجي رب وٽان ف۹۰ فرعون ۽ ان جي درٻارين جي طرف

اِنَّهُمْ كَانُوْا قَوْمًا فٰسِقِيْنَ ﴿۳۲﴾ قَالَ رَبِّ اِنِّيْ قَتَلْتُ مِنْهُمْ

بيشڪ اهي نافرمان ماڻهو آهن. عرض ڪيائين اي منهنجا رب مان انهن مان هڪڙي جان کي قتل ڪيو آهي

نَفْسًا فَاَخَافُ اَنْ يَّقْتُلُوْنِ ﴿۳۳﴾ وَاَخِيْ هٰرُوْنُ هُوَ اَفْصَحُ مِنِّيْ

ف۹۱ پوءِ مان ڊڄان ٿو تہ متان مون کي قتل ڪن. ۽ منهنجو ڀاءُ هارون ان جي زبان مون کان وڌيڪ صاف آهي

لِسَانًا فَاَرْسِلْهُ مَعِيَ رِدْاً يُّصَدِّقُنِيْٓ ۫ اِنِّيْٓ اَخَافُ اَنْ يُّكَذِّبُوْنِ ﴿۳۴﴾

پوءِ ان کي منهنجي مدد جي واسطي رسول بڻاءِ تہ منهنجي تصديق ڪري مون کي خوف آهي تہ اهي ف۹۲ مون کي ڪوڙو چوندا.

قَالَ سَنَشُدُّ عَضُدَكَ بِاَخِيْكَ وَنَجْعَلُ لَكُمَا سُلْطٰنًا فَلَا

فرمايائين جلدي اسان تنهنجي ٻانهن کي تنهنجي ڀاءُ سان طاقت ڏينداسين ۽ توهان ٻنهي کي غلبو عطا فرمائينداسين پوءِ اهي

يَصِلُوْنَ اِلَيْكُمَا ۚۛ بِاٰيٰتِنَآ ۚۛ اَنْتُمَا وَمَنِ اتَّبَعَكُمَا الْغٰلِبُوْنَ ﴿۳۵﴾

توهان جو ڪو نقصان نہ ڪري سگهندا اسان جي نشانين سبب توهان ٻئي ۽ توهان جا تابعدار غالب ايندؤ. ف۹۳

فَلَمَّا جَآءَهُمْ مُّوْسٰى بِاٰيٰتِنَا بَيِّنٰتٍ قَالُوْا مَا هٰذَآ اِلَّا سِحْرٌ

پوءِ جڏهن موسىٰ انهن وٽ آيو اسان جون روشن آيتون کڻي، چيائون هي تہ نہ آهي مگر گهڙيل جادو

مُّفْتَرًى وَّمَا سَمِعْنَا بِهٰذَا فِيْٓ اٰبَآئِنَا الْاَوَّلِيْنَ ﴿۳۶﴾ وَقَالَ

ف۹۴ ۽ اسان پنهنجن اڳين ابن ڏاڏن ۾ اهڙي ڳالهہ نہ ٻڌي. ف۹۵ ۽ موسىٰ فرمايو

مُوْسٰى رَبِّيْٓ اَعْلَمُ بِمَنْ جَآءَ بِالْهُدٰى مِنْ عِنْدِهٖ وَمَنْ

منهنجو رب خوب ڄاڻي ٿو جيڪو ان وٽان هدايت کڻي آيو ف۹۶ ۽ جنهن جي واسطي

تَكُوْنُ لَهٗ عَاقِبَةُ الدَّارِ ۭ اِنَّهٗ لَا يُفْلِحُ الظّٰلِمُوْنَ ﴿۳۷﴾ وَقَالَ

آخرت جو گهر هوندو ف۹۷ بيشڪ ظالم مراد کي نہ پهچندا. ف۹۸ ۽ فرعون چيو

ف۸۶ ڪو خطرو نہ آهي. ف۸۷ پنهنجي قميص جي. ف۸۸ سج جي ڪرڻي وانگر. پوءِ حضرت موسىٰ عليه السلام پنهنجو هٿ مبارڪ گريبان ۾ وجهي ڪري ڪڍيو تہ ان مان ايتري تہ تيز چمڪ هئي، جو جنهن تي نظر ٽِڪي نہ سگهي. ف۸۹ تہ جيئن هٿ پنهنجي اصلي حالت تي اچي ۽ خوف ختم ٿي وڃي. حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو تہ الله تعالىٰ حضرت موسىٰ عليه السلام کي سيني تي هٿ رکڻ جو حڪم ڏنو تہ جيئن جيڪو خوف نانگ ڏسڻ جي وقت پيدا ٿيو هو سو ختم ٿي وڃي ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام کان پوءِ جيڪو خوفزده پنهنجو هٿ سيني تي رکندو ان جو خوف ختم ٿي ويندو. ف۹۰ يعني عصا (لٺ) ۽ يدبيضا (اڇو هٿ) تنهنجي رسالت جا چٽا دليل آهن. ف۹۱ يعني قبطي منهنجي هٿان ماريو ويو آهي. ف۹۲ يعني فرعون ۽ سندس قوم. ف۹۳ فرعون ۽ ان جي قوم تي. ف۹۴ انهن بدنصيبن معجزن جو انڪار ڪيو ۽ انهن کي جادو ٻڌايائون. مطلب هي هو تہ جهڙي طرح جادو جا سمورا قسم باطل ٿين ٿا اهڙي طرح معاذالله هي بہ آهي. ف۹۵ يعني ڪا نئين اڳ ايئن ڪڏهن بہ نہ ڪيو ويو يا هي معنىٰ آهي تہ جيڪا دعوت توهان اسان کي ڏيو ٿا، سا اهڙي نئين نہ آهي جو اسان جي ابن ڏاڏن ۾ بہ اهڙي نہ ٻڌي وئي هجي. ف۹۶ يعني جيڪو حق تي آهي ۽ جنهن کي الله تعالىٰ نبوت سان سرفراز فرمايو. ف۹۷ ۽ اهو ان جي نعمتن ۽ رحمتن سان نوازيو ويندو. ف۹۸ يعني ڪافرن کي آخرت جو چڱو نتيجو حاصل نہ آهي ۞

فِرۡعَوۡنُ يٰۤاَيُّهَا الۡمَلَاُ مَا عَلِمۡتُ لَكُمۡ مِّنۡ اِلٰهٍ غَيۡرِىۡ ۚ
اي درٻاريو! مان توهان جي لاءِ پاڻ کان سواءِ ڪو ٻيو خدا نه ٿو ڄاڻان پوءِ اي هامان منهنجي واسطي

فَاَوۡقِدۡ لِىۡ يٰهَامٰنُ عَلَى الطِّيۡنِ فَاجۡعَلۡ لِّىۡ صَرۡحًا لَّعَلِّىۡۤ
سرون پچاءِ ٩٩ پوءِ هڪ محل ٺاهه ١٠٠ شايد مان موسىٰ جي خدا کي جهاتي پائي ڏسي اچان

اَطَّلِعُ اِلٰٓى اِلٰهِ مُوۡسٰى ۙ وَاِنِّىۡ لَاَظُنُّهٗ مِنَ الۡكٰذِبِيۡنَ ﴿٣٨﴾ وَ
١٠١ ۽ بيشڪ منهنجي گمان ۾ ته اهو ١٠٢ ڪوڙو آهي. ١٠٣ ۽ ان ۽ سندس لشڪرين

اسۡتَكۡبَرَ هُوَ وَجُنُوۡدُهٗ فِى الۡاَرۡضِ بِغَيۡرِ الۡحَـقِّ وَظَنُّوۡۤا اَنَّهُمۡ اِلَيۡنَا
زمين ۾ اجائي وڏائي اختيار ڪئي ١٠٤ ۽ سمجهيائون ته ڪين اسان جي طرف

لَا يُرۡجَعُوۡنَ ﴿٣٩﴾ فَاَخَذۡنٰهُ وَجُنُوۡدَهٗ فَنَبَذۡنٰهُمۡ فِى الۡيَمِّ ۚ فَانۡظُرۡ
موٽڻو ڪونهي. پوءِ اسان ان کي ۽ ان جي لشڪر کي پڪڙي درياء ۾ ڦٽي ڪري ڇڏيو ١٠٥ پوءِ ڏس

كَيۡفَ كَانَ عَاقِبَةُ الظّٰلِمِيۡنَ ﴿٤٠﴾ وَجَعَلۡنٰهُمۡ اَئِمَّةً يَّدۡعُوۡنَ
ڪهڙي پڇاڙي ٿي ظالمن جي. ۽ انهن کي اسان ١٠٦ دوزخين جو اڳواڻ بنايو جو باهه جي طرف

اِلَى النَّارِ ۚ وَيَوۡمَ الۡقِيٰمَةِ لَا يُنۡصَرُوۡنَ ﴿٤١﴾ وَاَتۡبَعۡنٰهُمۡ فِىۡ هٰذِهِ
سڏن ٿا ١٠٧ ۽ قيامت جي ڏينهن انهن جي مدد نه ٿيندي ۽ اسان هن دنيا ۾ انهن جي پٺيان

الدُّنۡيَا لَعۡنَةً ۚ وَيَوۡمَ الۡقِيٰمَةِ هُمۡ مِّنَ الۡمَقۡبُوۡحِيۡنَ ﴿٤٢﴾ ع وَلَقَدۡ
لعنت لڳائي ڇڏي ١٠٨ ۽ قيامت جي ڏينهن انهن جي واسطي خرابي هوندي.

اٰتَيۡنَا مُوۡسَى الۡـكِتٰبَ مِنۡۢ بَعۡدِ مَاۤ اَهۡلَكۡنَا الۡقُرُوۡنَ الۡاُوۡلٰى
۽ بيشڪ اسان موسىٰ کي ڪتاب عطا فرمايو ١٠٩ بعد ان جي جو اڳين قومون ١١٠ هلاڪ فرمائي ڇڏيون

بَصَآئِرَ لِلنَّاسِ وَهُدًى وَّرَحۡمَةً لَّعَلَّهُمۡ يَتَذَكَّرُوۡنَ ﴿٤٣﴾
جنهن ۾ ماڻهن جي واسطي دل جون اکيون کولڻ واريون ڳالهيون ۽ هدايت ۽ رحمت آهي من اهي نصيحت پرائين.

وَمَا كُنۡتَ بِجَانِبِ الۡغَرۡبِىِّ اِذۡ قَضَيۡنَاۤ اِلٰى مُوۡسَى الۡاَمۡرَ
۽ تون ١١١ طور جي اولهه طرف موجود نه هئين ١١٢ جڏهن اسان موسىٰ کي رسالت جو حڪم ڏنو ۽ ان وقت

وَمَا كُنۡتَ مِنَ الشّٰهِدِيۡنَ ﴿٤٤﴾ وَلٰـكِنَّاۤ اَنۡشَاۡنَا قُرُوۡنًا فَتَطَاوَلَ
تون حاضر نه هئين. پر ٿيو هي ته اسان هڪڙيون قومون پيدا ڪيون ١١٤ پوءِ انهن تي



ف ٩٩ سرون تيار ڪر. جون ٺاهه اهو ئي دنيا ۾ سڀني کان پهريون سِرن ٺاهڻ وارو آهي. اها ڪاريگري ان کان اڳ ۾ نه هئي.

ف ١٠٠ نهايت بلند.

ف ١٠١ اهڙي طرح هامان هزارين ڪاريگر ۽ مزدور گڏ ڪيا ۽ سرون ٺهرايون ۽ عمارتي سامان گڏ ڪري ايتري ته بلند عمارت ٺهرايائين جو دنيا ۾ ان جي برابر ڪا به عمارت بلند نه هئي. فرعون هي گمان ڪيو ته (معاذالله) الله تعالىٰ جي لاءِ به مڪان آهي ۽ اهو جسم آهي جو ان تائين پهچڻ ان جي لاءِ ممڪن ٿيندو.

ف ١٠٢ يعني موسىٰ عليه السلام.

ف ١٠٣ پنهنجي ان دعوىٰ ۾ ته ان جو هڪ معبود آهي جنهن کيس پنهنجو رسول بڻائي اسان جي طرف موڪليو آهي.

ف ١٠٤ ۽ حق کي نه مڃيائون ۽ باطل تي رهيا.

ف ١٠٥ ۽ سمورا ٻڏي ويا.

ف ١٠٦ دنيا ۾.

ف ١٠٧ يعني ڪفر ۽ نافرماني جي دعوت ڏين ٿا جنهن سان جهنم جي عذاب جا حقدار ٿين ۽ جيڪو انهن جي اطاعت ڪري، اهو به جهنمي ٿي وڃي.

ف ١٠٨ يعني خواري ۽ رحمت کان جدائي.

ف ١٠٩ يعني توريت. ف ١١٠ مثلاً نوح، عاد ۽ ثمود وغيره جون قومون. ف ١١١ اي حضرت محبوب سيد الانبياء محمد مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم. ف ١١٢ اهو حضرت موسىٰ عليه السلام جو ميقات هو. ف ١١٣ ۽ کيس ڪلام فرمايو ۽ مقرب بنايو. ف ١١٤ يعني حضرت موسىٰ عليه السلام کان پوءِ گهڻيون ئي امتون.

عَلَيۡهِمُ الۡعُمُرُ ۚ وَ مَا كُنۡتَ ثَاوِيًا فِىۡۤ اَهۡلِ مَدۡيَنَ تَتۡلُوۡا

ڏگهو زمانو گذري ويو ١١٥ ۽ نه وري تون مدين وارن ۾ ٽڪيل هئين انهن تي اسان جون آيتون پڙهندي

عَلَيۡهِمۡ اٰيٰتِنَا ۙ وَلٰـكِنَّا كُنَّا مُرۡسِلِيۡنَ ﴿۴۵﴾ وَمَا كُنۡتَ بِجَانِبِ

هائو اسان رسول بڻائڻ وارا ٿياسون ١١٦. ۽ نه ئي تون طور جي پاسي هئين جڏهن

الطُّوۡرِ اِذۡ نَادَيۡنَا وَلٰـكِنۡ رَّحۡمَةً مِّنۡ رَّبِّكَ لِتُنۡذِرَ قَوۡمًا مَّاۤ

اسان سڏيو ١١٧ هائو تنهنجي رب جي رحمت آهي (جو توکي غيب جا علم ڏنائين) ١١٨ جو تون اهڙي قوم کي ڊيڄارين جنهن وٽ

اَتٰٮهُمۡ مِّنۡ نَّذِيۡرٍ مِّنۡ قَبۡلِكَ لَعَلَّهُمۡ يَتَذَكَّرُوۡنَ ﴿۴۶﴾

توکان اڳ ۾ کو ڊيڄاريندڙ نه آيو ١١٩ هيءَ اميد ڪندي ته متان انهن کي نصيحت ٿئي.

وَلَوۡلَاۤ اَنۡ تُصِيۡبَهُمۡ مُّصِيۡبَةٌ ۢ بِمَا قَدَّمَتۡ اَيۡدِيۡهِمۡ فَيَقُوۡلُوۡا

۽ جيڪڏهن ائين نه ٿيڻ ها انهن کي ڪا مصيبت پهچڻ وقت ١٢٠ ان سبب جيڪو سندن هٿن اڳتي موڪليو ١٢١ اهي چون ها ته

رَبَّنَا لَوۡلَاۤ اَرۡسَلۡتَ اِلَيۡنَا رَسُوۡلًا فَنَتَّبِعَ اٰيٰتِكَ وَنَكُوۡنَ مِنَ

اسان جا رب تو اسان ڏي ڪو رسول ڇو نه موڪليو جو اسان تنهنجي آيتن جي پيروي ڪريون ها ۽ ايمان

الۡمُؤۡمِنِيۡنَ ﴿۴۷﴾ فَلَمَّا جَآءَهُمُ الۡحَـقُّ مِنۡ عِنۡدِنَا قَالُوۡا لَوۡلَاۤ

آڻيون ها ١٢٢. پوءِ جڏهن انهن وٽ حق آيو ١٢٣ اسان جي طرف کان ته چوڻ لڳا ١٢٤ ڇو نه ڏنو ويو ان کي اهو ڪجهه

اُوۡتِىَ مِثۡلَ مَاۤ اُوۡتِىَ مُوۡسٰى ؕ اَوَلَمۡ يَكۡفُرُوۡا بِمَاۤ اُوۡتِىَ مُوۡسٰى

جيڪو موسيٰ کي ڏنو ويو هو ١٢٥ ڇا انهن انڪار نه ڪيو هو انهي جو جيڪو اڳي موسيٰ کي ڏنو ويو هو

مِنۡ قَبۡلُ ۚ قَالُوۡا سِحۡرٰنِ تَظٰهَرَا ۚ وَقَالُوۡۤا اِنَّا بِكُلٍّ كٰفِرُوۡنَ ﴿۴۸﴾

١٢٦ چيائون اهي ٻئي جادوگر آهن هڪبئي جي پشت تي ۽ چوڻ لڳا اسان انهن ٻنهي جا منڪر

قُلۡ فَاۡتُوۡا بِكِتٰبٍ مِّنۡ عِنۡدِ اللّٰهِ هُوَ اَهۡدٰى مِنۡهُمَاۤ اَتَّبِعۡهُ

آهيون. ١٢٧ تون فرماءِ ته پوءِ الله وٽان ڪو ڪتاب وٺي اچو جو انهن ٻنهي ڪتابن کان وڌيڪ هدايت وارو هجي

اِنۡ كُنۡتُمۡ صٰدِقِيۡنَ ﴿۴۹﴾ فَاِنۡ لَّمۡ يَسۡتَجِيۡبُوۡا لَكَ فَاعۡلَمۡ

١٢٨ مان ان جي پيروي ڪندس جيڪڏهن توهان سچا آهيو ١٢٩ پوءِ جيڪڏهن اهي تنهنجو فرمان قبول نه ڪن ١٣٠ ته پوءِ يقين ڪر ١٣١

اَنَّمَا يَتَّبِعُوۡنَ اَهۡوَآءَهُمۡ ؕ وَمَنۡ اَضَلُّ مِمَّنِ اتَّبَعَ هَوٰٮهُ بِغَيۡرِ

ته اهي فقط پنهنجي خواهش جي پٺيان آهن ۽ ان کان وڌيڪ گمراهه ڪير ٿي سگهي ٿو جيڪو پنهنجي خواهش جي پيروي ڪري الله جي هدايت جدا



ف ١١٥ پوءِ انهن الله تعالىٰ جو واعدو وساري ڇڏيو ۽ انهن ان جي فرمانبرداري ڇڏي ڏني ۽ ان جي حقيقت هي آهي ته الله تعالىٰ حضرت موسىٰ عليه السلام ۽ سندس قوم کان محبوب سيد عالم حبيبِ خدا حضرت محمد مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي حق ۾ ۽ مٿن ايمان آڻڻ متعلق واعدا ورتا هئا. جڏهن گهڻو وقت گذريو ۽ پوءِ امتون گذرنديون هلنديون آيون ته انهن ماڻهن انهن واعدن کي وساري ڇڏيو ۽ ان جي وفا ڇڏي ڏني.

ف ١١٦ پوءِ اسان توهان کي علم ڏنو سي ۽ اڳين جي حالات کان آگاهه ڪيو سي.

ف ١١٧ حضرت موسىٰ عليه السلام کي توريت عطا فرمائڻ وقت.

ف ١١٨ جن سان توهان انهن جا احوال بيان فرمايو ٿا. توهان جو انهن امرن جي خبر ڏيڻ توهان جي نبوت جو ظاهر دليل آهي.

ف ١١٩ ان قوم مان مُراد مڪي وارا آهن، جيڪي فترة جي زماني ۾ هئا جيڪو حضرت محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام جي وچ ۾ پنج سؤ پنجاهه سالن جي مدت جو آهي.

ف ١٢٠ عذاب ۽ سزا.

ف ١٢١ يعني جيڪو ڪفر ۽ گناهه انهن ڪيو.

ف ١٢٢ آيت جي معنىٰ هي آهي ته رسولن جو موڪلڻ ئي حجت جي الزام جي لاءِ آهي جو انهن کي هن عذر ڪرڻ جي گنجائش نه ملي ته اسان ڏانهن رسول نه موڪليا ويا. ان ڪري گمراهه ٿي وياسين، جيڪڏهن رسول اچن ها ته اسان ضرور تابعدار ٿيون ها ۽ ايمان آڻيون ها.

ف ١٢٣ يعني حضور پرنور محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم.

ف ١٢٤ مڪي جي ڪافرن.

ف ١٢٥ يعني ڪين قرآن ڪريم هڪ ئي وقت ڇو نه ڏنو ويو، جهڙي طرح حضرت موسىٰ عليه السلام کي پورو توريت هڪ ئي ڀيري عطا فرمايو ويو هو يا هي معنىٰ آهي ته محبوب سيد الڪونين صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن کي عصا ۽ يد بيضا جهڙا معجزا ڇو نه ڏنا ويا. الله تعالىٰ فرمائي ٿو.

ف ١٢٦ يهودين قريشن کي پيغام موڪليو ته محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن کان حضرت موسىٰ عليه السلام جهڙا معجزا طلب ڪريو. اُن تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ فرمايو ويو ته جن يهودين هي سوال ڪيو آهي، ڇا اهي حضرت موسىٰ عليه السلام جا ۽ جيڪو ان کي الله تعالىٰ جي طرف کان ڏنو ويو آهي، ان جا انڪاري نه ٿيا؟

ف ١٢٧ يعني توريت جا به ۽ قرآن ڪريم جا به. انهن ٻنهي کي انهن جادو چيو ۽ هڪ قرأة ۾ سَاحِرَانِ آهي. ان تقديرتي معنىٰ هيءَ ٿيندي ته ٻئي جادوگر آهن يعني محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام. شان نزول: مڪي جي مُشرڪن، مديني شريف جي يهودين جي سردارن ڏانهن قاصد موڪلي معلوم ڪيو ته محبوب سيد الڪونين صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن متعلق اڳين ڪتابن ۾ ڪا خبر آهي؟ انهن جواب ڏنو ته هائو محبوب سائين جن جي نعت ۽ صفت سندن ڪتاب توريت ۾ موجود آهي. جڏهن اها خبر قريشن کي پهتي، ته هن محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وصحبه وسلم جن ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام جي متعلق چوڻ لڳا اهي ٻئي جادوگر آهن. انهن مان هڪڙو ٻئي جو معين ۽ مددگار آهي، ان تي الله تعالىٰ فرمايو. ف ١٢٨ يعني توريت ۽ قرآن ڪريم کان. ف ١٢٩ پنهنجي هن قول ۾ ته اهي ٻئي جادو يا جادوگر آهن. هن ۾ تنبيه آهي ته اهي ان جي مثل ڪتاب آڻڻ کان قطعي عاجز آهن. جهڙي طرح اڳتي ارشاد فرمايو وڃي ٿو. ف ١٣٠ ۽ اهڙو ڪتاب نه آڻي سگهن. ف ١٣١ انهن وٽ ڪا حُجت نه آهي.

هُدًى مِّنَ اللّٰهِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَا يَهْدِي الْقَوْمَ الظّٰلِمِيْنَ ﴿۵۰﴾ وَلَقَدْ

بيشڪ الله هدايت نٿو فرمائيندو آهي ظالمن کي . ۽ بيشڪ

وَصَّلْنَا لَهُمُ الْقَوْلَ لَعَلَّهُمْ يَتَذَكَّرُوْنَ ﴿۵۱﴾ اَلَّذِيْنَ اٰتَيْنٰهُمُ

اسان انهن جي واسطي لڳاتار قول نازل فرمايو وڌ١٣٢ جو من اهي ڌيان ڪن جن کي اسان هن کان اڳي وڌ١٣٣ ڪتاب ڏنو

الْكِتٰبَ مِنْ قَبْلِهٖ هُمْ بِهٖ يُؤْمِنُوْنَ ﴿۵۲﴾ وَاِذَا يُتْلٰى عَلَيْهِمْ قَالُوْۤا

اهي ان تي ايمان رکندا آهن ۽ جڏهن انهن تي هي آيتون پڙهيون وڃن ٿيون چون ٿا

اٰمَنَّا بِهٖۤ اِنَّهُ الْحَقُّ مِنْ رَّبِّنَاۤ اِنَّا كُنَّا مِنْ قَبْلِهٖ مُسْلِمِيْنَ ﴿۵۳﴾

اسان ان تي ايمان آندو بيشڪ اهوئي حق آهي اسان جي رب جي طرف کان اسان هن کان اڳيئي ڪنڌ جهڪائي چڪا هئاسين

اُولٰٓئِكَ يُؤْتَوْنَ اَجْرَهُمْ مَّرَّتَيْنِ بِمَا صَبَرُوْا وَيَدْرَءُوْنَ بِالْحَسَنَةِ

وڌ١٣٤ انهن کي سندن اجر ٻيڻو ڪري ڏنو ويندو وڌ١٣٥ سندن صبر جي بدلي وڌ١٣٦ ۽ اهي چڱائي سان برائي کي ٽاريندا آهن وڌ١٣٧

السَّيِّئَةَ وَمِمَّا رَزَقْنٰهُمْ يُنْفِقُوْنَ ﴿۵۴﴾ وَاِذَا سَمِعُوا اللَّغْوَ اَعْرَضُوْا

۽ اسان جي ڏني مان ڪجهه اسان جي راهه ۾ خرچ ڪندا آهن وڌ١٣٨ ۽ جڏهن بيهودي ڳالهه ٻڌندا آهن ته ان کان درگذر ڪندا آهن

عَنْهُ وَقَالُوْا لَنَاۤ اَعْمَالُنَا وَلَكُمْ اَعْمَالُكُمْ ؗ سَلٰمٌ عَلَيْكُمْ ؗ لَا نَبْتَغِي

وڌ١٣٩ ۽ چوندا آهن ته اسان جي واسطي اسان جا عمل ۽ توهان جي واسطي توهان جا عمل بس توهان تي سلام وڌ١٤٠

الْجٰهِلِيْنَ ﴿۵۵﴾ اِنَّكَ لَا تَهْدِيْ مَنْ اَحْبَبْتَ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ يَهْدِيْ

اسان جاهلن کي نٿا گهرندا آهيون وڌ١٤١ بيشڪ هي نه آهي جو توهان پنهنجي طرف کان جنهن کي وڻي هدايت ڪريو هائو

مَنْ يَّشَآءُ ۚ وَهُوَ اَعْلَمُ بِالْمُهْتَدِيْنَ ﴿۵۶﴾ وَقَالُوْۤا اِنْ نَّتَّبِعِ الْهُدٰى

الله هدايت فرمائيندو آهي جنهن کي چاهي ۽ اهو خوب ڄاڻي ٿو هدايت وارن کي وڌ١٤٢ ۽ چون ٿا جيڪڏهن اسان توهان سان گڏ

مَعَكَ نُتَخَطَّفْ مِنْ اَرْضِنَا ؕ اَوَلَمْ نُمَكِّنْ لَّهُمْ حَرَمًا اٰمِنًا

هدايت جي پيروي ڪريون ته ماڻهو اسان کي اسان جي ملڪ مان جهٽي ويندا وڌ١٤٣ ڇا اسان انهن کي امن واري حرم ۾ جاءِ

يُّجْبٰۤى اِلَيْهِ ثَمَرٰتُ كُلِّ شَيْءٍ رِّزْقًا مِّنْ لَّدُنَّا وَلٰكِنَّ

نه ڏني وڌ١٤٤ جنهن جي طرف هر قسم جا ميوا آندا ويندا آهن اسان وٽان روزي (طور)

اَكْثَرَهُمْ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿۵۷﴾ وَكَمْ اَهْلَكْنَا مِنْ قَرْيَةٍۭ بَطِرَتْ

پر انهن مان گهڻن کي علم نه آهي وڌ١٤٥ ۽ ڪيترا شهر اسان تباهه ڪري ڇڏيا جيڪي پنهنجي عيش



وڌ١٣٢ يعني قرآن پاڪ انهن وٽ لڳاتار ۽ مسلسل آيو وعدا، سزائون، قصا ۽ عبرتون ۽ نصيحتون ته جيئن سمجهن ۽ ايمان آڻن. وڌ١٣٣ قرآن ڪريم کان يا محبوب سيد الانبياء صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن کان اڳ. شان نزول:- هيءَ آيت ڪتابي مؤمنن حضرت عبدالله بن سلام ۽ سندس ساٿين جي حق ۾ نازل ٿي ۽ هڪ قول هي آهي ته هيءَ آيت انهن انجيل وارن جي حق ۾ نازل ٿي جن حبشه کان اچي جناب رسالت مآب فخر الانبياء محبوب محمد مصطفيٰ احمد مجتبيٰ صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن تي ايمان آندو ۽ اهي خوش نصيب چاليهه سڳورا هئا، جيڪي حضرت جعفر بن طالب سان گڏ آيا. جڏهن انهن مسلمانن جي حاجت ۽ روزگار جي تنگي ڏٺي ته بارگاهِ رسالت ۾ عرض ڪيائون ته اسان وٽ مال آهي، سائين جن اجازت ڏين ته اسان واپس وڃي پنهنجو مال کڻي اچون ۽ ان سان مسلمانن جي خدمت ڪريون. محبوب سائين جن اجازت ڏني ۽ اهي وڃي پنهنجو مال کڻي آيا ۽ ان سان مسلمانن جي خدمت ڪيائون. انهن جي حق ۾ هي آيتون مِمَّا رَزَقْنٰهُمْ تائين نازل ٿيون. حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما فرمايو ته هي آيتون اسي ڪتابين جي حق ۾ نازل ٿيون جن ۾ چاليهه نجران جا، ٻٽيهه حبشه جا ۽ اٺ شام جا هئا. وڌ١٣٤ يعني قرآن پاڪ جي نازل ٿيڻ کان اڳ ۾ اسان محبوبِ خدا حضرت محمد مصطفيٰ احمد مجتبيٰ صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن تي ايمان رکندا هئا سي ته اهي برحق نبي آهن، جو ته توريت ۽ انجيل ۾ انهن جو ذڪر آهي. وڌ١٣٥ جو ته انهن اڳين ڪتاب تي به ايمان آندو ۽ قرآن پاڪ تي به. وڌ١٣٦ جو انهن پنهنجي دين تي صبر ڪيو ۽ مشرڪن جي ايذائن تي به. بخاري ۽ مسلم جي حديث ۾ آهي ته محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ته ٽن قسمن جا ماڻهو اهڙا آهن جن کي ٻه اجر ملندا. هڪ ڪتابين جو اهو شخص جنهن پنهنجي نبي تي به ايمان آندو ۽ محبوب سيد الانبياء فخر عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وصحبه وسلم جن جي ذات گرامي تي به. ٻيو اهو غلام، جنهن الله تعاليٰ جو حق ادا ڪيو ۽ مالڪ جو به. ٽيون اهو جنهن وٽ ٻانهي هئي، جنهن سان قربت ڪندو هو، پوءِ ان کي چڱي طرح ادب سيکاريائين، سٺي تعليم ڏنائين ۽ آزاد ڪري ان سان نڪاح ڪيائين، تنهن لاءِ به ٻه اجر آهن. وڌ١٣٧ طاعت سان نافرماني کي ۽ علم سان ايذاء کي. حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما فرمايو ته توحيد جي شاهدي يعني اَشْهَدُ اَنْ لَّآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ سان شرڪ کي. وڌ١٣٨ طاعت ۾ يعني صدقو ڪن. وڌ١٣٩ مشرڪ مڪي مڪرم جي ايمان وارن کي انهن جي دين ڇڏڻ ۽ اسلام قبول ڪرڻ تي گاريون ڏيندا ۽ بُرو چوندا هئا. هي سڳورا انهن جون بيهوده ڳالهيون ٻڌي منهن موڙيندا هئا. وڌ١٤٠ يعني اسان توهان جي بيهوده ڳالهين ۽ گارين جي جواب ۾ گاريون نه ڏينداسين. وڌ١٤١ انهن سان ميل جول، اٿڻ ويهڻ نٿا گهرون اسان کي جاهلاڻيون حرڪتون پسند نه آهن (نسخ ذَالِكَ بِالْقِتَالِ). وڌ١٤٢ جن لاءِ ان هدايت مقدر فرمائي، جيڪي دليلن مان نصيحت قبول ڪرڻ وارا ۽ سچي ڳالهه مڃڻ وارا آهن. شان نزول:- مسلم شريف ۾ حضرت ابو هريره رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت ٿيل آهي ته هيءَ آيت ابوطالب جي حق ۾ نازل ٿي، محبوب حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن کيس موت جي وقت فرمايو اي چاچا چئو لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مان تنهنجي لاءِ قيامت جي ڏينهن شاهد ٿيندس. ان چيو جيڪڏهن مون کي قريشن جي عار ڏيڻ جو خوف نه هجي ها ته مان ضرور ايمان آڻي توهان جون اکيون ٿڌيون ڪريان ها. ان کان پوءِ ان هي شعر پڙهيا. ع وَلَقَدْ عَلِمْتُ بِاَنَّ دِيْنَ مُحَمَّدٍ ؛ مِنْ خَيْرِ اَدْيَانِ الْبَرِيَّةِ دِيْنًا. ـ لَوْلَا الْمَلَامَةُ اَوْحِذَارُ مُسَبَّةٍ ؛ لَوَجَدْتَنِيْ سَمْحًا بِذَالِكَ مُبِيْنًا. يعني مان يقين سان ڄاڻان ٿو ته (محبوب) محمد رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جو دين سڀني جهان جي دينن کان بهتر آهي. جيڪڏهن ملامت ۽ بدگوئي جو انديشو نه هجي ها ته مان نهايت صفائي سان ان دين کي قبول ڪريان ها. پوءِ ابوطالب جو انتقال ٿي ويو، ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي. وڌ١٤٣ يعني سڄو عرب اسان سان وڙهندو ۽ اسان کان مڪي مان ڪڍي ڇڏيندا. شان نزول:- هيءَ آيت حارث بن عثمان بن نوفل بن عبد مناف جي حق ۾ نازل ٿي. ان نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن کي چيو هو ته هي اسان يقين سان ڄاڻون ٿا ته جيڪي توهان فرمايو ٿا سو حق آهي، پر جيڪڏهن اسان توهان جي تابعداري ڪريون ته اسان کي خوف آهي ته عرب جا ماڻهو اسان کي شهر بدر ڪندا ۽ اسان کي پنهنجي وطن ۾ رهڻ نه ڏيندا. هن آيت ۾ ان جو جواب ڏنو ويو. وڌ١٤٤ جتان جا رهاڪو قتل ۽ ڦرلُٽ کان امن ۾ آهن ۽ جتي جانورن ۽ ساوڪن کي به امن آهي. وڌ١٤٥ ۽ اهي پنهنجي جهالت جي ڪري نٿا ڄاڻن ته هي روزي الله تعاليٰ جي طرف کان آهي. جيڪڏهن اها سمجهه هجي ها ته ڄاڻن ها ته خوف ۽ امن به انهيءَ جي طرف کان آهي ۽ ايمان آڻڻ ۾ شهر بدر ڪرڻ جو خوف نه ڪن ها.

مَعِيشَتَهَا ۚ فَتِلْكَ مَسٰكِنُهُمْ لَمْ تُسْكَنْ مِّنْ بَعْدِهِمْ إِلَّا

۾ آڪڙجي چڪا هُئا ف١٤٦ پوءِ هي آهن انهن جو جايون ف١٤٧ جو انهن کان پوءِ انهن ۾ ڪو به نه رهيو

قَلِيلًا ۗ وَكُنَّا نَحْنُ الْوٰرِثِينَ ﴿٥٨﴾ وَمَا كَانَ رَبُّكَ مُهْلِكَ الْقُرٰى

مگر ٿورو ف١٤٨ ۽ اسان وارث آهيون ف١٤٩ ۽ تنهنجو رب برباد نه ڪندڙ آهي شهرن کي ايستائين

حَتّٰى يَبْعَثَ فِيٓ أُمِّهَا رَسُولًا يَتْلُوا عَلَيْهِمْ اٰيٰتِنَا ۚ وَمَا كُنَّا

جو انهن جي اصل مرڪز ۾ رسول نه موڪلي ف١٥٠ جو انهن تي اسان جون آيتون پڙهي ف١٥١ ۽ اسان شهرن کي

مُهْلِكِي الْقُرٰىٓ إِلَّا وَأَهْلُهَا ظٰلِمُونَ ﴿٥٩﴾ وَمَآ أُوتِيتُمْ مِّنْ شَيْءٍ

فقط ان وقت برباد ڪندا آهيون جڏهن ان جا رهاڪو ظالم ٿي وڃن ف١٥٢ ۽ توهان کي جو ڪجهه ڏنو ويو

فَمَتٰعُ الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا وَزِينَتُهَا ۚ وَمَا عِنْدَ اللّٰهِ خَيْرٌ وَّأَبْقٰىٓ ۚ

اهو دنيوي زندگي جو نفعو ۽ ان جو سينگار آهي ف١٥٣ ۽ جيڪي الله وٽ آهي ف١٥٤ سو بهتر ۽ باقي رهڻ

أَفَلَا تَعْقِلُونَ ﴿٦٠﴾ أَفَمَنْ وَّعَدْنٰهُ وَعْدًا حَسَنًا فَهُوَ لَاقِيهِ

وارو آهي ف١٥٥ پوءِ ڇا توهان کي عقل نه آهي ف١٥٦ پوءِ ڇا اهو جنهن سان اسان سٺو واعدو ڪيو آهي ف١٥٧ پوءِ اهو ان کي ڏسندو

كَمَنْ مَّتَّعْنٰهُ مَتٰعَ الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا ثُمَّ هُوَ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ مِنَ

ان جهڙو آهي جنهن کي اسان دنياوي زندگي جو نفعو گذر سفر لاءِ ڏنو پوءِ اهو قيامت جي ڏينهن گرفتار ڪري

الْمُحْضَرِينَ ﴿٦١﴾ وَيَوْمَ يُنَادِيهِمْ فَيَقُولُ أَيْنَ شُرَكَآءِيَ

حاضر ڪيو ويندو ف١٥٨ ۽ جنهن ڏينهن انهن کي سڏيندو ف١٥٩ پوءِ فرمائيندو ڪٿي آهن اهي جن کي توهان ف١٦٠

الَّذِينَ كُنْتُمْ تَزْعُمُونَ ﴿٦٢﴾ قَالَ الَّذِينَ حَقَّ عَلَيْهِمُ الْقَوْلُ

منهنجو شريڪ گمان ڪندا هيؤ اهي چوندا جن تي ڳالهه ثابت ٿي چڪي ف١٦١ اي اسان جا رب هي آهن اهي

رَبَّنَا هٰٓؤُلَآءِ الَّذِينَ أَغْوَيْنَا ۚ أَغْوَيْنٰهُمْ كَمَا غَوَيْنَا ۚ تَبَرَّأْنَآ إِلَيْكَ ۖ

جن کي اسان گمراهه ڪيو اسان انهن کي گمراهه ڪيو جيئن پاڻ گمراهه ٿيا هياسين ف١٦٢ اسان انهن کان بيزار ٿي تو ڏانهن رجوع ڪريون ٿا اهي

مَا كَانُوٓا إِيَّانَا يَعْبُدُونَ ﴿٦٣﴾ وَقِيلَ ادْعُوا شُرَكَآءَكُمْ فَدَعَوْهُمْ

اسان جي پوڄا نه ڪندا هئا ف١٦٣ ۽ انهن کي فرمايو ويندو ته پنهنجي شريڪن کي سڏيو ف١٦٤ پوءِ انهن کي سڏيندا

فَلَمْ يَسْتَجِيبُوا لَهُمْ وَرَأَوُا الْعَذَابَ ۚ لَوْ أَنَّهُمْ كَانُوا يَهْتَدُونَ ﴿٦٤﴾

اهي انهن جي ڏي نه ڏيندا ۽ اکين آڏو عذاب ڏسندا (چوندا) ڪهڙو نه چڱو هجي ها جيڪڏهن اهي سڌي واٽ هلن ها ف١٦٥

ع ٦/١٠/٩



ف١٤٦ ۽ انهن سرڪشي اختيار ڪئي هئي جو الله تعالى جي ڏنل روزي کائيندا هئا ۽ پوڄيندا ٻين بتن کي هئا. مڪي وارن کي اهڙي قوم جي خراب انجام کان خوف ڏيارايو وڃي ٿو. جن جو حال انهن وانگر هو جو الله تعالى جون نعمتون لهندا هُئا پر شڪر نه ڪندا هئا، ويتر انهن نعمتن تي غرور ڪندا هئا، تنهنڪري اهي هلاڪ ڪيا ويا.

ف١٤٧ جن جا نشان باقي آهن ۽ عرب جا ماڻهو پنهنجن سفرن دوران انهن کي ڏسن ٿا.

ف١٤٨ ته ڪو مسافر يا واٽهڙو انهن ۾ ٿوري گهڙي لاءِ آرام ڪري ٿو، پوءِ وري خالي پيا رهن ٿا.

ف١٤٩ انهن مڪانن جا يعني ان تان جا رهاڪو اهي هلاڪ ٿيا جو انهن کان پوءِ سندن ڪو جانشين باقي نه رهيو ها ۽ الله تعالى کان سواءِ انهن مڪانن جو ڪو وارث نه آهي. خلق جي فنا ٿيڻ کان پوءِ اهو ئي سڀني جو وارث آهي.

ف١٥٠ يعني مرڪزي مقام ۾. ڪن مفسرن چيو ته ام القرى مان مُراد مڪه مڪرمه آهي ۽ رسول مان مُراد خاتم الانبياء حضرت پيغمبر ڪريم محبوب محمّد مصطفى احمد مجتبىٰ صلى الله تعالى عليه وآله وسلم.

ف١٥١ ۽ انهن کي تبليغ ڪري ۽ خبر ڏي ته جيڪڏهن اهي ايمان نه آڻيندا ته انهن تي عذاب ڪيو ويندو ته جيئن انهن تي حجت لازم ٿئي ۽ انهن جي لاءِ عذر جي گنجائش باقي نه رهي.

ف١٥٢ رسول جي تڪذيب ڪندا هجن، پنهنجي ڪفر تي جميل هجن ۽ ان سبب کان عذاب جا حقدار ٿين.

ف١٥٣ جنهن جي بقا تمام ٿوري ۽ جنهن جو انجام فنا.

ف١٥٤ يعني آخرت جا نفعا.

ف١٥٥ سڀني بغضن کان خالي دائم (هميشه) ۽ نه ختم ٿيڻ وارو.

ف١٥٦ جو ايترو سمجهي سگهو ته باقي فاني کان بهتر آهي. انهيءَ ڪري چيو ويو آهي ته جيڪو شخص آخرت کي دنيا تي ترجيح ڏئي، سو ناداڻ آهي.

ف١٥٧ جنت جي ثواب جو.

ف١٥٨ اهي ٻئي هرگز برابر نه ٿا ٿي سگهن. انهن ۾ پهريون جنهن کي سٺو ڏنو (والعدو) ويو، سو مؤمن آهي ۽ ٻيو ڪافر.

ف١٥٩ الله تعالى ملامت جي طريقي سان

ف١٦٠ دنيا ۾ منهنجو شريڪ.

ف١٦١ يعني عذاب واجب ٿي چڪو ۽ اهي ماڻهو گمراهي وارن جا سردار ۽ ڪفر جا امام آهن.

ف١٦٢ يعني اهي ماڻهو اسان جي ڏوڪي سان پر پنهنجي اختيار سان گمراهه ٿيا اسان جي ۽ انهن جي گمراهي ۾ ڪو فرق نه آهي، اسان انهن کي مجبور نه ڪيو هو. ف١٦٣ بلڪ اهي پنهنجن خواهشن جا پوڄاري ۽ پنهنجن شهوتن جا تابعدار هُئا. ف١٦٤ يعني ڪافرن کي فرمايو ويندو ته پنهنجن بُتن کي سڏيو، اهي توهان کي عذاب کان بچائن. ف١٦٥ دنيا ۾ ته جيئن آخرت ۾ عذاب نه ڏسن ها.

وَيَوْمَ يُنَادِيْهِمْ فَيَقُوْلُ مَاذَآ اَجَبْتُمُ الْمُرْسَلِيْنَ ﴿۶۵﴾ فَعَمِيَتْ

۽ جنهن ڏينهن انهن کي سڏي فرمائيندو ف۱۶۶ ته توهان رسولن کي ڪهڙو جواب ڏنو. ف۱۶۷ پوءِ انهيءَ ڏينهن اُنهن تي

عَلَيْهِمُ الْاَنْۢبَآءُ يَوْمَىِٕذٍ فَهُمْ لَا يَتَسَآءَلُوْنَ ﴿۶۶﴾ فَاَمَّا مَنْ تَابَ

خبرون انڌيون ٿي وينديون ف۱۶۸ پوءِ اهي هڪٻئي ۾ ڪجهه به پڇي ڳاڇي نه سگهندا ف۱۶۹ پوءِ اهو جنهن توبهه ڪئي ف۱۷۰

وَاٰمَنَ وَعَمِلَ صَالِحًا فَعَسٰۤى اَنْ يَّكُوْنَ مِنَ الْمُفْلِحِيْنَ ﴿۶۷﴾

۽ ايمان آندائين ف۱۷۱ ۽ چڱا ڪم ڪيائين پوءِ قريب آهي جو اهو ڪامياب هجي.

وَرَبُّكَ يَخْلُقُ مَا يَشَآءُ وَيَخْتَارُ ؕ مَا كَانَ لَهُمُ الْخِيَرَةُ ؕ سُبْحٰنَ

۽ تنهنجو رب پيدا ڪري ٿو جيڪي چاهي ۽ پسند فرمائي ٿو ف۱۷۲ انهن کي ف۱۷۳ ڪو اختيار نه آهي پاڪائي

اللّٰهِ وَتَعٰلٰى عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ﴿۶۸﴾ وَرَبُّكَ يَعْلَمُ مَا تُكِنُّ صُدُوْرُهُمْ

۽ برتري آهي الله کي انهن جي شرڪ کان. ۽ تنهنجو رب ڄاڻي ٿو جيڪي انهن جي سينن ۾ لڪل آهي ف۱۷۴

وَمَا يُعْلِنُوْنَ ﴿۶۹﴾ وَهُوَ اللّٰهُ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ؕ لَهُ الْحَمْدُ فِی الْاُوْلٰى

۽ جيڪي ظاهر ڪن ٿا ف۱۷۵ ۽ اهو ئي آهي الله جو ان کان سواءِ ڪو به خدا ڪونهي انهيءَ جي ئي تعريف آهي دنيا ف۱۷۶

وَالْاٰخِرَةِ ؗ وَلَهُ الْحُكْمُ وَاِلَيْهِ تُرْجَعُوْنَ ﴿۷۰﴾ قُلْ اَرَءَيْتُمْ اِنْ

۽ آخرت ۾ ۽ انهيءَ جو ئي حڪم آهي ف۱۷۷ ۽ انهيءَ جي ئي طرف موٽايا ويندؤ. تون فرماءِ ف۱۷۸ ڀلا ڏسو ته

جَعَلَ اللّٰهُ عَلَيْكُمُ الَّيْلَ سَرْمَدًا اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ مَنْ اِلٰهٌ

جيڪڏهن الله سدائين توهان تي قيامت تائين رات رکي ف۱۷۹ پوءِ الله کان سواءِ

غَيْرُ اللّٰهِ يَاْتِيْكُمْ بِضِيَآءٍ ؕ اَفَلَا تَسْمَعُوْنَ ﴿۷۱﴾ قُلْ اَرَءَيْتُمْ اِنْ

ڪهڙو خدا آهي جيڪو توهان کي روشني آڻي ڏئي ف۱۸۰ پوءِ ڇا توهان ٻڌو نه ٿا ف۱۸۱ تون فرماءِ ڀلا خبر ته ڪريو

جَعَلَ اللّٰهُ عَلَيْكُمُ النَّهَارَ سَرْمَدًا اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ مَنْ اِلٰهٌ

جيڪڏهن الله قيامت تائين روشن ڏينهن رکي ف۱۸۲ ته پوءِ الله کان سواءِ

غَيْرُ اللّٰهِ يَاْتِيْكُمْ بِلَيْلٍ تَسْكُنُوْنَ فِيْهِ ؕ اَفَلَا تُبْصِرُوْنَ ﴿۷۲﴾ وَ

ڪهڙو خدا آهي جيڪو توهان وٽ رات آڻي جنهن ۾ آرام ڪريو ف۱۸۳ پوءِ ڇا توهان کي نظر نه ٿو اچي ف۱۸۴

مِنْ رَّحْمَتِهٖ جَعَلَ لَكُمُ الَّيْلَ وَالنَّهَارَ لِتَسْكُنُوْا فِيْهِ وَ

۽ ان پنهنجي مهرباني سان توهان جي واسطي رات ۽ ڏينهن بنايا جو رات ۾ آرام ڪريو ۽ ڏينهن ۾



ف۱۶۶ يعني ڪافرن کان دريافت فرمائيندو. ف۱۶۷ جيڪي توهان جي طرف موڪليا ويا هئا ۽ حق جي دعوت ڏيندا هئا. ف۱۶۸ ۽ ڪو عذر ۽ حجت انهن کي نظر نه ايندي. ف۱۶۹ ۽ انتها دهشت کان ماٺ رهجي ويندا ۽ ڪو ڪنهن کان هِن ڪري نه پڇندو ۽ جو جواب کان عاجز هجڻ ۾ سمورا برابر آهن تابع هجن يا متبوع، ڪافر هجن يا ڪافر گر. ف۱۷۰ شرڪ کان. ف۱۷۱ پنهنجي رب تي ۽ ان سموري تي، جيڪو رب جي طرف کان آيو. ف۱۷۲ شان نزول:- هيءَ آيت مُشرڪن جي جواب ۾ نازل ٿي، جن چيو هو ته الله تعالیٰ حضرت پيغمبر ڪريم محبوب محمّد مصطفیٰ احمد مجتبیٰ صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کي نبوت جي لاءِ ڇو برگزيده ڪيو، هي قرآن ڪريم مڪي مڪرمه ۽ طائف جي ڪنهن وڏي شخص تي ڇو نه لٿو؟ هن ڪلام جو قائل وليد بن مغيره هو ۽ وڏي ماڻهو مان مُراد اهو پنهنجو پاڻ کي ۽ عُروه بن مسعود ثقفي کي وٺندو هو. ان جي جواب ۾ هي آيت ڪريمه نازل ٿي ۽ فرمايو ويو ته رسولن جو موڪلڻ انهن ماڻهن جي اختيار ۾ نه آهي. الله تعالیٰ جي مرضي آهي پنهنجي حڪمت اهو ئي ڄاڻي ٿو، انهن کي ان جي مرضي ۾ دخل جي ڪهڙي مجال. ف۱۷۳ يعني مُشرڪن جو. ف۱۷۴ يعني ڪفر ۽ رسول محبوب ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي دُشمني، جنهن کي اهي ماڻهو لڪائن ٿا. ف۱۷۵ پنهنجن زبانن سان واقعي جي خلاف، جهڙي طرح نبوت ۾ طعنو ڪرڻ ۽ قرآن پاڪ جي تڪذيب. ف۱۷۶ جو سندس اولياء دنيا ۾ به ان جو حمد ڪن ٿا ۽ آخرت ۾ به انهي حمد مان لذت وٺن ٿا. ف۱۷۷ انهيءَ جي قضا هر شيءِ ۾ نافذ ۽ جاري آهي. حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته پنهنجن فرمانبردارن جي لاءِ مغفرت جو ۽ نافرمانن جي لاءِ شفاعت جو حڪم فرمائي ٿو. ف۱۷۸ اي حبيب اڪرم محبوب معظم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم مڪي وارن کي. ف۱۷۹ ۽ ڏينهن ڪڏهن ئي نه. ف۱۸۰ جنهن ۾ توهان پنهنجي زندگي جا ڪم ڪري سگهو. ف۱۸۱ هوش جي ڪن سان ته شرڪ کان باز اچو. ف۱۸۲ رات ٿيڻ ئي نه ڏئي. ف۱۸۳ ۽ ڏينهن ۾ جيڪي ڪم ۽ محنت ڪئي هُئي، ان جي ٿڪاوٽ دور ڪريو. ف۱۸۴ جو توهان ڪيتري وڏي غلطي ۾ آهيو، جو ان سان گڏ ٻين کي شريڪ ڪريو ٿا.

لِتَبْتَغُوْا مِنْ فَضْلِهٖ وَلَعَلَّكُمْ تَشْكُرُوْنَ ﴿٧٣﴾ وَيَوْمَ يُنَادِيْهِمْ

ان جو فضل تلاش ڪريو ف١٨٥ ۽ هن لاءِ ته توهان شڪر ڪريو ف١٨٦ ۽ جنهن ڏينهن انهن کي ندا (سڏ) ڪندو

فَيَقُوْلُ اَيْنَ شُرَكَآءِيَ الَّذِيْنَ كُنْتُمْ تَزْعُمُوْنَ ﴿٧٤﴾ وَنَزَعْنَا

پوءِ فرمائيندو ڪٿي آهن منهنجا شريڪ جيڪي توهان بڪندا هئا. ۽ هر ٽولي مان

مِنْ كُلِّ اُمَّةٍ شَهِيْدًا فَقُلْنَا هَاتُوْا بُرْهَانَكُمْ فَعَلِمُوْٓا اَنَّ

اسان هڪ شاهد ڪڍي ڪري ف١٨٧ فرمائينداسون پنهنجو دليل آڻيو ف١٨٨ ۽ يقين ڪندا ف١٨٩ حق الله جو ئي آهي

الْحَقَّ لِلّٰهِ وَضَلَّ عَنْهُمْ مَّا كَانُوْا يَفْتَرُوْنَ ﴿٧٥﴾ اِنَّ قَارُوْنَ

۽ انهن کان وسري ويندا جيڪي ڪوڙ گهڙيندا هئا ف١٩٠ بيشڪ قارون موسىٰ جي

ع ٧ ‏ ١٥ ‏ ١٠

كَانَ مِنْ قَوْمِ مُوْسٰى فَبَغٰى عَلَيْهِمْ وَاٰتَيْنٰهُ مِنَ الْكُنُوْزِ

قوم مان هو ف١٩١ پوءِ ان انهن تي زيادتي ڪئي ۽ اسان کيس ايترا خزانا ڏنا هئا جن جون ڪنجيون

مَآ اِنَّ مَفَاتِحَهٗ لَتَنُوْٓاُ بِالْعُصْبَةِ اُولِي الْقُوَّةِ اِذْ قَالَ لَهٗ

هڪ طاقتور جماعت تي (ڪٺن) گريون هيون جڏهن ان کي سندس قوم ف١٩٢ چيو ته

قَوْمُهٗ لَا تَفْرَحْ اِنَّ اللّٰهَ لَا يُحِبُّ الْفَرِحِيْنَ ﴿٧٦﴾ وَابْتَغِ فِيْمَآ

آڪڙ نه ڪر ف١٩٣ بيشڪ الله آڪڙ ڪندڙن کي دوست نه رکندو آهي. ۽ جيڪو مال الله توکي ڏنو آهي

اٰتٰىكَ اللّٰهُ الدَّارَ الْاٰخِرَةَ وَلَا تَنْسَ نَصِيْبَكَ مِنَ الدُّنْيَا

ان مان آخرت جو گهر طلب ڪر ف١٩٤ ۽ دنيا مان پنهنجو حصو نه وسار ف١٩٥ ۽ احسان ڪر

وَاَحْسِنْ كَمَآ اَحْسَنَ اللّٰهُ اِلَيْكَ وَلَا تَبْغِ الْفَسَادَ فِي الْاَرْضِ

ف١٩٦ جيئن الله توتي احسان ڪيو ۽ ف١٩٧ زمين ۾ فساد جو طالب نه ٿيءُ بيشڪ الله فساد

اِنَّ اللّٰهَ لَا يُحِبُّ الْمُفْسِدِيْنَ ﴿٧٧﴾ قَالَ اِنَّمَآ اُوْتِيْتُهٗ عَلٰى عِلْمٍ

وارن کي دوست نه رکندو آهي. چيائين هي ف١٩٨ ته مون کي هڪ علم جي ذريعي مليو آهي جيڪو

عِنْدِيْ اَوَلَمْ يَعْلَمْ اَنَّ اللّٰهَ قَدْ اَهْلَكَ مِنْ قَبْلِهٖ مِنَ

مون وٽ آهي ف١٩٩ ۽ ڇا ان کي اهو معلوم نه آهي ته الله ان کان اڳ ۾ اهي قومون هلاڪ فرمائي ڇڏيون

الْقُرُوْنِ مَنْ هُوَ اَشَدُّ مِنْهُ قُوَّةً وَّاَكْثَرُ جَمْعًا وَلَا يُسْـَٔلُ

جن جون قوتون هن کان وڌيڪ سخت هيون ۽ جماعت هن کان گهڻي وڌيڪ ف٢٠٠ ۽ مجرمن کان

ف١٨٥ زندگي جو ڏند وڪريو. ف١٨٦ ۽ ان جي نعمتن جو شڪر بجا آڻيو. ف١٨٧ هتي شاهد مان رسول مراد آهن، جيڪي پنهنجن امتن تي شاهدي ڏيندا ته انهن کين رب جا پيغام پهچايا ۽ نصيحتون ڪيون. ف١٨٨ يعني شرڪ ۽ رسولن جي مخالفت، جيڪو توهان جو شيوو هو ان تي ڪهڙو دليل آهي، پيش ڪريو. ف١٨٩ الاهيت ۽ معبوديت خاص. ف١٩٠ دنيا ۾ الله تعالىٰ سان گڏ شريڪ ٺاهيندا هئا. ف١٩١ قارون حضرت موسىٰ عليه السلام جي چاچي يصهر جو پٽ هو، نهايت خوبصورت ماڻهو هو، تنهنڪري کيس منور چوندا هئا ۽ بني اسرائيلن ۾ توريت جو سڀني کان بهتر قاري هو، محتاجيءَ جي زماني ۾ نهايت نوڙت وارو ۽ اخلاق وارو هو. دولت هٿ ايندي ئي ان جو حال ڦري ويو ۽ سامري وانگر منافق ٿي ويو. چيو ويو آهي ته فرعون ان کي بني اسرائيلن تي حاڪم ڪيو هو. ف١٩٢ يعني بني اسرائيل مؤمن ف١٩٣ گهڻي مال تي ف١٩٤ الله تعالىٰ جي نعمتن جو شڪر ڪري ۽ مال کي الله تعالىٰ جي واٽ ۾ خرچ ڪري. ف١٩٥ يعني دنيا ۾ آخرت جي واسطي عمل ڪر جيئن ڇوٽڪارو لهين. ڇو ته دنيا ۾ انسان جو حقيقي حصو آهي آخرت جي واسطي چڱا ڪم ڪرڻ جهڙو خيرات ڪرڻ، مٺي ڳالهه ڪرڻ وغيره ۽ ان جي تفسير ۾ هي به چيو ويو آهي ته پنهنجي صحت ۽ قوت جواني ۽ دولت کي نه وسارهن کان ته انهن سان آخرت طلب ڪري. حديث پاڪ ۾ آهي ته پنجن شين کي پنجن کان اڳ ۾ غنيمت سمجهو. (١) جواني کي پوڙهائپ کان اڳ، (٢) تندرستي کي بيماري کان اڳ، (٣) فراغت کي مشغوليت کان اڳ (٤) دولت کي محتاجي کان اڳ ۽ (٥) زندگي کي موت کان اڳ. ف١٩٦ الله تعالىٰ جي ٻانهن تي. ف١٩٧ نافرماني ۽ گناهن جو ارتڪاب ڪري ۽ ظلم ۽ بغاوت ڪري. ف١٩٨ يعني قارون چيو ته هي مال. ف١٩٩ هن علم مان مراد يا توريت جو علم آهي يا علم ڪيميا، جيڪو ان حضرت موسىٰ عليه السلام کان حاصل ڪيو هو ۽ ان جي ذريعي سان رانگ (سيهي) مان چاندي ۽ ٽامي مان سون ٺاهيندو هو يا علم تجارت يا علم زراعت يا ٻين ڌنڌن جو علم. سهل فرمايو ته جنهن پاڻ کي پاڻيو تنهن ڇوٽڪارو نه لڌو. ف٢٠٠ يعني قوت ۽ مال ۾ ان کان وڌيڪ هئا ۽ وڏيون جماعتون رکندا هئا، انهن کي الله تعالىٰ هلاڪ ڪري ڇڏيو. پوءِ هي قوت ۽ مال جي ڪثرت تي ڇو غرور ڪري ٿو. اهو جاڻي ٿو ته اهڙن ماڻهن جو انجام هلاڪ ٿيڻ آهي.

عَنْ ذُنُوْبِهِمُ الْمُجْرِمُوْنَ ﴿٧٨﴾ فَخَرَجَ عَلٰى قَوْمِهٖ فِىْ زِيْنَتِهٖ

انهن جي گناهن جي پڇا نه ڪئي ويندي وا٢٠١ پوءِ اهو پنهنجي قوم تي پنهنجي آرائش سان و٢٠٢

قَالَ الَّذِيْنَ يُرِيْدُوْنَ الْحَيٰوةَ الدُّنْيَا يٰلَيْتَ لَنَا مِثْلَ مَآ

دنيا جي زندگي چاهڻ وارن چيو ڪنهن طرح اسان کي به اهو ڪجهه ملي ها

اُوْتِىَ قَارُوْنُ اِنَّهٗ لَذُوْ حَظٍّ عَظِيْمٍ ﴿٧٩﴾ وَ قَالَ الَّذِيْنَ

جهڙو قارون کي مليو بيشڪ اهو وڏو نصيب وارو آهي. ۽ چيو انهن جن کي علم ڏنو ويو هو

اُوْتُوا الْعِلْمَ وَيْلَكُمْ ثَوَابُ اللّٰهِ خَيْرٌ لِّمَنْ اٰمَنَ وَ عَمِلَ

و٢٠٣ خرابي هجي توهان جي ۾ الله جو ثواب بهتر آهي ان جي واسطي جنهن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائين

صَالِحًا ۚ وَ لَا يُلَقّٰىهَآ اِلَّا الصّٰبِرُوْنَ ﴿٨٠﴾ فَخَسَفْنَا بِهٖ وَبِدَارِهِ

و٢٠٤ ۽ اهو انهن کي ملي ٿو جيڪي صبروارا آهن و٢٠٥ پوءِ اسان ان کي و٢٠٦ ۽ ان جي گهر کي زمين ۾ دٻي ڇڏيو

الْاَرْضَ قف فَمَا كَانَ لَهٗ مِنْ فِئَةٍ يَّنْصُرُوْنَهٗ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ ق

پوءِ ان وٽ ڪا جماعت نه هئي جيڪا الله کان بچائڻ ۾ ان جي مدد ڪري ها و٢٠٧

وَمَا كَانَ مِنَ الْمُنْتَصِرِيْنَ ﴿٨١﴾ وَاَصْبَحَ الَّذِيْنَ تَمَنَّوْا مَكَانَهٗ

۽ نه ورِي اهو بدلو وٺي سگهيو و٢٠٨ ۽ ڪالهه جن هن جي مرتبي جي سڌ ڪئي هئي صبح جو

بِالْاَمْسِ يَقُوْلُوْنَ وَيْكَاَنَّ اللّٰهَ يَبْسُطُ الرِّزْقَ لِمَنْ يَّشَآءُ

و٢٠٩ چوڻ لڳا عجيب ڳالهه آهي، الله رزق وسيع ڪري ٿو پنهنجي ٻانهن مان جنهن لاءِ گهري

مِنْ عِبَادِهٖ وَ يَقْدِرُ ۚ لَوْلَآ اَنْ مَّنَّ اللّٰهُ عَلَيْنَا لَخَسَفَ بِنَا ط

۽ تنگ فرمائي ٿو و٢١٠ جيڪڏهن الله اسان تي احسان نه فرمائي ها اسان کي به زمين ۾ گهيڙي ڇڏي ها

وَيْكَاَنَّهٗ لَا يُفْلِحُ الْكٰفِرُوْنَ ﴿٨٢﴾ ع تِلْكَ الدَّارُ الْاٰخِرَةُ نَجْعَلُهَا

اي عجب ڪافرن جو ڀلو نه ٿيندو هئي آخرت جو گهر و٢١١ اسان انهن جي واسطي ڪندا آهيون

لِلَّذِيْنَ لَا يُرِيْدُوْنَ عُلُوًّا فِى الْاَرْضِ وَلَا فَسَادًا ط وَالْعَاقِبَةُ

جيڪي زمين ۾ وڏائي نه چاهيندا آهن ۽ نه فساد ۽ چڱي پڇاڙي پرهيزگارن

لِلْمُتَّقِيْنَ ﴿٨٣﴾ مَنْ جَآءَ بِالْحَسَنَةِ فَلَهٗ خَيْرٌ مِّنْهَا ۚ وَمَنْ جَآءَ

جي ئي آهي. و٢١٢ جنهن نيڪي ڪئي انهيءَ جي واسطي ان کان ڀلو بدلو آهي و٢١٣ ۽ جنهن برائي

و٢٠١ انهن کان معلوم ڪرڻ جي حاجت نه آهي ڇو ته الله تعالىٰ انهن جو حال ڄاڻي ٿو آهي. انهيءَ ڪري استعلام (ڄاڻ لاءِ) جي لاءِ سوال نه ٿيندو. ملامت ڏيڻ لاءِ ٿيندو. و٢٠٢ گهڻا سوار پاڻ سان سوار ڪري ڳهورن سان سينگاريل ريشمي لباس پهري سينگاريل گهوڙن تي سوار. و٢٠٣ يعني بني اسرائيل جي عالمن. و٢٠٤ ان دولت سان، جيڪا دنيا ۾ قارون کي ملي. و٢٠٥ يعني صالح عمل صبر وارن جو ئي حصو آهن ۽ ان جو ثواب اهي ئي لهن ٿا. و٢٠٦ يعني قارون کي. و٢٠٧ قارون ۽ سندس گهر دٻائڻ جو واقعو سيرت ۽ اخبار جي عالمن هيءَ ذڪر ڪيو آهي ته حضرت موسىٰ عليه السلام بني اسرائيلن کي درياءَ جي پار وٺي وڃڻ کان پوءِ مذبح جي رياست حضرت هارون عليه السلام جي حوالي ڪئي. بني اسرائيل پنهنجون قربانيون حضرت هارون عليه السلام وٽ کڻي ايندا هئا ۽ اهو مذبح ۾ رکندو هو. آسمان کان باهه لهي انهن کي کائي ڇڏيندي هئي. قارون کي حضرت هارون جي ان منصب تي رشڪ ٿيو. ان حضرت موسىٰ عليه السلام کي چيو ته رسالت ته توهان جي ٿي ۽ قرباني جي سرداري حضرت هارون جي. مان ڪجهه به نه رهيس هن جي باوجود جو مان توريت جو بهترين قاري آهيان، آئون ان تي صبر نه ٿو ڪري سگهان. حضرت موسىٰ عليه السلام فرمايو ته اهو منصب حضرت هارون کي مان نه ڏنو آهي، الله تعالىٰ ڏنو آهي. قارون چيو خدا جو قسم مان توهان جي تصديق نه ڪندس، جيستائين توهان ان جو ثبوت مون کي نه ڏيکاريو. حضرت موسىٰ عليه السلام بني اسرائيلن جي سردارن کي گڏ ڪري فرمايو ته پنهنجيون لٺيون کڻي اچو. انهن سڀني کي پنهنجي قبي ۾ گڏ ڪيائين. ساري رات بني اسرائيل انهن لٺين جو پهرو ڏيندا رهيا. صبح جو حضرت هارون عليه السلام جي لٺ سرسبز ۽ شاداب ٿي وئي، ان ۾ پن نڪري آيا. حضرت موسىٰ عليه السلام فرمايو اي قارون! تون اهو ڏٺو؟ قارون چيو اهو توهان جي جادو کان ڪجهه عجيب نه آهي. حضرت موسىٰ عليه السلام ان جي نگهباني ڪندو هو ۽ اهو ڪيس هر وقت ايذاءُ ڏيندو هو ۽ ان جي سرڪشي ۽ تڪبر ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام سان دشمني روز بروز ترقي تي هئي. ان هڪ مڪان ٺهرايو جنهن جو دروازو سونو هو ۽ ان جي ڀتين تي سون جا تختا نصب ڪيائين. بني اسرائيل صبح ۽ شام ان وٽ ويندا هئا، کاڌو کائيندا هئا، ڳالهيون ٺاهيندا هئا ان کي کلائيندا هئا. جڏهن زڪواة جو حڪم نازل ٿيو ته قارون موسىٰ عليه السلام وٽ آيو ته ان ساڻس طئي ڪيو ته درهمن، دينارن ۽ جانورن وغيره مان هزارهون حصو زڪواة ڏيندو. پر وري جڏهن گهر حساب ڪيائين ته ان جي مال مان ايترو نه گهڻو ٿيو جو ان جي نفس ڏيڻ لاءِ همت نه ڪئي ۽ بني اسرائيلن کي گڏ ڪري چيائين ته توهان هر ڳالهه ۾ حضرت موسىٰ عليه السلام جي اطاعت ڪئي هاڻي اهو توهان جو مال وٺڻ گهري ٿو! ڇا ٿا چئو؟ انهن چيو تون اسان جو وڏو آهين، جيڪو تون گهرين، حڪم ڏي. چوڻ لڳو ته فلاڻي بدچلن عورت وٽ وڃو ۽ ان سان هڪ معاوضو مقرر ڪريو ته اها حضرت موسىٰ عليه السلام تي تهمت لڳائي، ائين ٿيو ته پوءِ بني اسرائيل حضرت موسىٰ عليه السلام کي ڇڏي ڏيندا. اهڙي طرح قارون ان عورت کي هزار اشرفين ۽ هزار ٻين ۽ گهڻا واعدا ڪري ان تهمت لڳائڻ تي طئي ڪيو ۽ ٻئي ڏينهن بني اسرائيلن کي گڏ ڪري حضرت موسىٰ عليه السلام وٽ آيو ۽ چوڻ لڳو ته بني اسرائيل توهان جو انتظار ڪري رهيا آهن، هن لاءِ ته توهان انهن کي وعظ ۽ نصيحت فرمايو. موسىٰ عليه السلام تشريف فرمايو ۽ بني اسرائيلن ۾ بيهي ڪري پاڻ فرمايائون ته اي بني اسرائيلو! جيڪو چوري ڪندو ته ان جا هٿ ڪپيا ويندا. جيڪو بهتان هڻندو ته ان کي اسي ڪوڙا لڳايا ويندا ۽ جيڪو زنا ڪندو ۽ ان کي گهرواري نه آهي ته ان کي سئو ڪوڙا ۽ (جنهن کي گهرواري آهي) ته ان کي سنگسار ڪيو ويندو ايستائين جو مري وڃي. قارون چوڻ لڳو اهو حڪم سڀني لاءِ آهي، توڙي توهان ئي هجو. فرمايائين توڙي مان ئي چو نه هجان. قارون چوڻ لڳو ته بني اسرائيلن جو خيال آهي ته توهان فلاڻي بدڪار عورت سان بدڪاري ڪئي آهي. پاڻ فرمايائين ان کي گهرايو. اها آئي ته حضرت موسىٰ عليه السلام فرمايو ان جو قسم جنهن بني اسرائيلن لاءِ درياءُ چيريو ۽ ان ۾ رستا ٺاهيا ۽ توريت نازل ڪيائين، سچ چئو! اها عورت ڊڄي وئي ۽ الله تعالىٰ جي رسول تي بهتان مڙهي ايذاءُ ڏيڻ جي جرأت ان کي نه ٿي ۽ ان پنهنجي دل ۾ چيو ته ان کان توبهه ڪرڻ بهتر آهي ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام کي عرض ڪيائين ته جيڪو ڪجهه قارون چوارائڻ گهري ٿو، الله عزوجل جو قسم اهو ڪوڙ آهي ۽ ان توهان تي تهمت لڳائڻ جي عيوض منهنجي لاءِ تمام گهڻو مال مقرر ڪيو آهي. حضرت موسىٰ عليه السلام پنهنجي رب جي حضور ۾ روئندي سجدي ۾ ڪريو ۽ عرض ڪرڻ لڳو يارب جيڪڏهن مان تنهنجو رسول آهيان ته پوءِ منهنجي ڪري قارون تي غضب فرماءِ! الله تعالىٰ کيس وحي فرمايو ته مان زمين کي توهان جي فرمانبرداري ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي. توهان ان کي جيڪو گهرو حڪم ڏيو. حضرت موسىٰ عليه السلام بني اسرائيلن کي فرمايو اي بني اسرائيلو! الله تعالىٰ مون کي قارون ڏانهن موڪليو آهي، جهڙي طرح فرعون جي طرف موڪليو هئائين. جيڪو قارون جو ساٿي هجي، سو ان سان گڏ ان جي جڳهه تي بيهي رهي ۽ جيڪو منهنجو ساٿي هجي، سو جدا ٿي وڃي. سڀ ماڻهو قارون کان جدا ٿي ويا ۽ ٻن شخصن کان سواءِ ٻيو ڪو به ان وٽ نه رهيو. پوءِ حضرت موسىٰ عليه السلام زمين کي حڪم فرمايو ته انهن کي پڪڙ ته اهي گوڏن تائين دٻجي ويا. وري پاڻ اهو ئي فرمايو ته چيلهه تائين

بِالسَّيِّئَةِ فَلَا يُجْزَى الَّذِيْنَ عَمِلُوا السَّيِّاٰتِ اِلَّا مَا كَانُوْا

ڪيو، پوءِ بد ڪردارن کي سزا نه ملندي مگر سندن

يَعْمَلُوْنَ ﴿٨٤﴾ اِنَّ الَّذِيْ فَرَضَ عَلَيْكَ الْقُرْاٰنَ لَرَآدُّكَ اِلٰى

عمل آهر. بيشڪ جنهن توتي قرآن فرض ڪيو ٢١٤ اهو توهان کي موٽائيندو جتي موٽڻ چاهيو ٿا.

مَعَادٍ قُلْ رَّبِّيْٓ اَعْلَمُ مَنْ جَآءَ بِالْهُدٰى وَمَنْ هُوَ فِيْ

٢١٥ توهان فرمايو منهنجو رب خوب ڄاڻي ٿو ان کي جنهن هدايت آندي ۽ جيڪو کُلي

ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ ﴿٨٥﴾ وَمَا كُنْتَ تَرْجُوْٓا اَنْ يُّلْقٰٓى اِلَيْكَ الْكِتٰبُ

گمراهي ۾ آهي ٢١٦. ۽ توهان اميد نه رکندا هئين ته ڪتاب توتي موڪليو ويندو ٢١٧

اِلَّا رَحْمَةً مِّنْ رَّبِّكَ فَلَا تَكُوْنَنَّ ظَهِيْرًا لِّلْكٰفِرِيْنَ ﴿٨٦﴾

هائو توهان جي رب رحمت فرمائي پوءِ توهان ڪافرن جي ـــــــ پٺڀرائي هرگز نه ڪجو ٢١٨. ۽

وَلَا يَصُدُّنَّكَ عَنْ اٰيٰتِ اللّٰهِ بَعْدَ اِذْ اُنْزِلَتْ اِلَيْكَ وَادْعُ

اهي توکي الله جي آيتن کان هرگز نه روڪين بعد ان جي جو آيتون توهان جي طرف لاٿيون ويون ٢١٩ ۽ پنهنجي رب جي

اِلٰى رَبِّكَ وَلَا تَكُوْنَنَّ مِنَ الْمُشْرِكِيْنَ ﴿٨٧﴾ وَلَا تَدْعُ مَعَ

طرف سڏ ٢٢٠ ۽ شرڪ وارن مان هرگز نه ٿيءُ ٢٢١. ۽ الله سان گڏ

اللّٰهِ اِلٰهًا اٰخَرَ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ كُلُّ شَيْءٍ هَالِكٌ اِلَّا وَجْهَهٗ

ٻي خدا جي پوڄا نه ڪر فقط اهوئي هڪ خدا آهي هر شيءِ فاني آهي ان جي ذات کان سواءِ.

لَهُ الْحُكْمُ وَاِلَيْهِ تُرْجَعُوْنَ ﴿٨٨﴾

انهيءَ جو ئي حڪم آهي ۽ انهيءَ جي طرف موٽايا ويندؤ ٢٢٢.

سُوْرَةُ الْعَنْكَبُوْتِ ٢٩ مَكِّيَّةٌ ٨٥ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ — اٰيَاتُهَا ٦٩ رُكُوْعَاتُهَا ٧

سورة عنڪبوت مڪي آهي ۽ هن ۾ ۽ الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان شروع ١. اڻهتر آيتون ۽ ست رڪوع آهن

الٓمّٓ ﴿١﴾ اَحَسِبَ النَّاسُ اَنْ يُّتْرَكُوْٓا اَنْ يَّقُوْلُوْٓا اٰمَنَّا وَهُمْ

ڇا ماڻهو هن گهمنڊ ۾ آهن جو ايتري ڳالهه تي ڇڏيا ويندا جو چون ته اسان ايمان آندو

لَا يُفْتَنُوْنَ ﴿٢﴾ وَلَقَدْ فَتَنَّا الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ فَلَيَعْلَمَنَّ

۽ انهن جي آزمائش نه ٿيندي ٢. تحقيق اسان انهن کان اڳين کي آزمايو سون ٣ پوءِ ضرور الله ته سند و

وقف لازم — ع ٩ — ١٢

ڌبجي ويا. پاڻ ساڳي طرح فرمائيندا رهيا، ايستائين جو اهي ماڻهو ڪنڌن تائين ڌبجي ويا. هاڻي اهي گهڻي منت ۽ عاجزي ڪرڻ لڳا ۽ قارون کيس الله تعالىٰ جا قسم ۽ رشتي ۽ قرابت جا واسطا وجهي پيو، مگر پاڻ نه واجهايو، ايستائين جو اهي بلڪل ڌبجي ويا ۽ زمين برابر ٿي وئي. قتاده چيو اهي قيامت تائين ڌبجندا ئي هلندا ويندا. بني اسرائيلن چيو ته حضرت موسىٰ عليه السلام قارون جي جاءِ، خزانن ۽ مالن جي خاطران لاءِ بد دعا گهري. اهو ٻڌي پاڻ الله تعالىٰ کان دعا گهريائين ته ان جو مڪان ۽ مال خزانا سڀ زمين ۾ ڌبجي ويا. ٢٠٨ حضرت موسىٰ عليه السلام کان. ٢٠٩ پنهنجي ان آرزو تي پشيمان ٿي ٢١٠ جنهن لاءِ گهري. ٢١١ يعني جنت. ٢١٢ محمود. ٢١٣ ڏهيڻا وڌيڪ ثواب.

٢١٤ يعني ان جي تلاوت، تبليغ ۽ ان جي حڪمن تي عمل لازم ڪيو. ٢١٥ يعني مڪي مڪرم ۾ مراد هي آهي ته الله تعالىٰ توهان کي مڪي جي فتح جي ڏينهن مڪي شريف ۾ وڏي شان، شوڪت، عزت، وقار، غلبي ۽ اقتدار سان داخل ڪندو. اتان جا رهاڪو سڀ توهان جا فرمانبردار ٿيندا ۽ مشرڪ ۽ ان جا حامي ذليل ۽ خوار ٿيندا. شانِ نزول:- هي آيت ڪريمه جحفه ۾ نازل ٿي، جڏهن حضور پُرنور حضرت محبوب پيغمبر ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن مدينه طيبه ڏانهن هجرت ڪندي اتي پهتا ۽ کين پنهنجي ۽ پنهنجن ابن جي ولادت جي جاءِ مڪ مڪرمه جو شوق ٿيو، تڏهن جبرئيل امين آيو ۽ ان عرض ڪيو ته ڇا محبوب سائينءَ جن کي پنهنجي شهر مڪي شريف جو شوق آهي. فرمايائون هائو. ان عرض ڪيو ته الله تعالىٰ فرمائي ٿو ۽ هي آيت ڪريمه پڙهيائين. معاد جو تفسير موت، قيامت ۽ جنت سان به ڪيو ويو آهي. ٢١٦ يعني منهنجو رب ڄاڻي ٿو ته مان هدايت آندي ۽ منهنجي لاءِ ان جا اجر ۽ ثواب آهي ۽ مشرڪ گمراهي ۾ آهن ۽ سخت عذاب جا حقدار. شان نزول:- هي آيت مڪي جي ڪافرن جي جواب ۾ نازل ٿي، جن محبوب سيدالڪونين صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي متعلق چيو اِنَّكَ لَفِيْ ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ يعني توهان ضرور چٽي گمراهي ۾ آهيو (معاذ الله). ٢١٧ حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته هي خطاب ظاهر ۾ محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن کي آهي ۽ ان مان مراد مؤمن آهن. ٢١٨ انهن جا معين ۽ مددگار نه ٿجو. ٢١٩ يعني ڪافرن جي گمراهه ڪندڙ ڳالهين جي طرف نه واجهائجو ۽ انهن کي نڪرائي ڇڏيو. ٢٢٠ خلق کي الله تعالىٰ جي توحيد ۽ ان جي عبادت جي دعوت ڏيو. ٢٢١ انهن جي مدد ۽ موافقت نه ڪجو. ٢٢٢ آخرت ۾

ر ل ٥

اهوئي عملن جي جزا ڏيندو. ✤ ✤ ١ سُوْرَةُ عنڪبوت مڪي آهي، هن ۾ ست رڪوع، اڻهتر آيتون، نو سؤ اسي ڪلمان ۽ چار هزار هڪ سؤ پنجهٺ حرف آهن. ٢ سخت تڪليفن، مصيبتن جي قسمن، طاعتن جي ذوق، شهوتن جي ڇڏڻ ۽ جان ۽ مال جي بدلي سان ته انهن جي ايمان جي حقيقت خوب ظاهر ٿي وڃي ۽ مخلص مؤمن ۽ منافق ۾ فرق ظاهر ٿي وڃي. شان نزول:- هي آيت انهن سڳورن جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪي مڪ مڪرمه ۾ هئا ۽ انهن اسلام جو اقرار ڪيو ته محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي صحابه انهن کي لکيو ته صرف اقرار ڪافي نه آهي جيستائين هجرت نه ڪريو. انهن سڳورن هجرت ڪئي ۽ مديني طيبه جي ارادي سان روانا ٿيا. مشرڪ انهن جي پٺيان لڳا ۽ انهن سان قتال ڪيائون. ڪي سڳورا انهن ۾ شهيد ٿي ويا، ڪي بچي ويا. انهن جي حق ۾ هي ٻه آيتون نازل ٿيون ۽ حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته مراد انهن ماڻهن مان سلمه بن هشام، عياش بن ابي ربيعه، وليد بن وليد ۽ عمار بن ياسر وغيره آهن، جن مڪي معظمه ۾ ايمان آندو ۽ هڪ قول هي آهي ته هي آيت حضرت عمار جي حق ۾ نازل ٿي جيڪو خدا پرستي جي ڪري ستايو ويندو هو ۽ ڪافر کيس سخت تڪليفون ڏيندا هئا ۽ هڪ قول هي آهي ته هي آيتون حضرت عمر فاروق رضى الله تعالىٰ عنه جي غلام حضرت مهجع بن عبد الله جي حق ۾ نازل ٿيون جيڪو بدر ۾ سيني کان اڳ ۾ شهيد ٿيڻ وارو آهي. حضور پُرنور محبوب سردارِ عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن ان جي متعلق فرمايو ته مهجع سيد الشهداء آهي ۽ هن امت ۾ بابِ جنت جي طرف اڳ اهو سڏيو ويندو. سندس والدين ۽ سندس گهروارن کي ان جو گهڻو صدمو رسيو، تڏهن الله تعالىٰ هي آيت شريف نازل فرمائي ان جي تسلي فرمائي.
٣ مختلف قسمن جي آزمائشن ۾ وڌو سين ڪي انهن مان اهي آهن، جيڪي آري سان چيريا ويا، ڪي لوهه جي سيخن سان پرزا پرزا ڪيا ويا ۽ صدق ۽ وفا جي مقام ۾ ثابت ۽ قائم رهيا.

اللّٰهُ الَّذِيْنَ صَدَقُوْا وَلَيَعْلَمَنَّ الْكٰذِبِيْنَ ③ اَمْ حَسِبَ
سچن کي ۽ ضرور ڪوڙن کي به ڏسندو ۔ ڪ يا انهن اهو سمجهيو آهي

الَّذِيْنَ يَعْمَلُوْنَ السَّيِّاٰتِ اَنْ يَّسْبِقُوْنَا ؕ سَآءَ مَا يَحْكُمُوْنَ ④
ته جيڪي بُرا ڪم ڪن ٿا ۵ اهي اسان کان اڳتي نڪري ويندا ۔ ڪهڙو نه بُرو فيصلو ڪن ٿا

مَنْ كَانَ يَرْجُوْا لِقَآءَ اللّٰهِ فَاِنَّ اَجَلَ اللّٰهِ لَاٰتٍ ؕ وَهُوَ
جنهن کي الله سان ملڻ جي اميد هجي ڪ پوءِ بيشڪ الله جو ميعاد ضرور اچڻ وارو آهي ۽ اهو ئي

السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ ⑤ وَمَنْ جَاهَدَ فَاِنَّمَا يُجَاهِدُ لِنَفْسِهٖ ؕ
ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي ۹ ۽ جيڪو الله جي راهه ۾ ڪوشش ڪري ۱۰ پوءِ اهو پنهنجي ئي فائدي جي واسطي ڪوشش ڪري ٿو ۱۱

اِنَّ اللّٰهَ لَغَنِيٌّ عَنِ الْعٰلَمِيْنَ ⑥ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا
بيشڪ الله بي نياز آهي سموري جهان کان ۔ ۱۲ ۽ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون

الصّٰلِحٰتِ لَنُكَفِّرَنَّ عَنْهُمْ سَيِّاٰتِهِمْ وَلَنَجْزِيَنَّهُمْ اَحْسَنَ
ضرور اسان انهن جون بُرايون ميٽي ڇڏينداسين ۱۳ ۽ ضرور انهن کي بدلو ڏينداسين سڀني کان

الَّذِيْ كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ⑦ وَوَصَّيْنَا الْاِنْسَانَ بِوَالِدَيْهِ حُسْنًا ؕ
سٺي عمل جو ۔ ۱۴ ۽ اسان انسان کي تاڪيد ڪيو پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ سان چڱائي جو

وَاِنْ جَاهَدٰكَ لِتُشْرِكَ بِيْ مَا لَيْسَ لَكَ بِهٖ عِلْمٌ فَلَا تُطِعْهُمَا ؕ
۱۵ ۽ جيڪڏهن اهي ڪوشش سان توکي مجبور ڪن جو تون مون سان شريڪ ڪرين جنهن جو توکي علم نه آهي

اِلَيَّ مَرْجِعُكُمْ فَاُنَبِّئُكُمْ بِمَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ⑧ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا
ته پوءِ انهن جو چيو نه مڃ ۱۶ منهنجي طرف توهان جو موٽڻ آهي پوءِ توهان کي خبر ڏيندس توهان جي عملن جي ۱۷

وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ لَنُدْخِلَنَّهُمْ فِي الصّٰلِحِيْنَ ⑨ وَمِنَ
۽ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون اسان ضرور انهن کي نيڪن ۾ شامل ڪنداسين ۔ ۱۸

النَّاسِ مَنْ يَّقُوْلُ اٰمَنَّا بِاللّٰهِ فَاِذَآ اُوْذِيَ فِي اللّٰهِ جَعَلَ
۽ ڪي ماڻهو چون ٿا ته اسان الله تي ايمان آندو پوءِ جڏهن الله جي واٽ ۾ انهن کي ڪا تڪليف ڏني وڃي ٿي ۱۹

فِتْنَةَ النَّاسِ كَعَذَابِ اللّٰهِ ؕ وَلَئِنْ جَآءَ نَصْرٌ مِّنْ رَّبِّكَ
ماڻهن جي فتني کي الله جي عذاب جي برابر سمجهن ٿا ۲۰ ۽ جيڪڏهن تنهنجي رب جي طرف کان مدد ايندي ۲۱



ف۴ هر هڪ جو حال ظاهر فرمائيندو ۔

ف۵ شرڪ ۽ گناهن ۾ مبتلا آهن ۔

ف۶ ۽ اسان انهن کان بدلو نه وٺنداسون ۔

ف۷ بعث يا حساب کان ڊڄي يا ثواب جي اميد ڪري ۔

ف۸ ان ثواب ۽ عذاب جو جيڪو واعدو فرمايو آهي سو ضرور پورو ٿيڻ وارو آهي ۔ چڱائي ته ان لاءِ تيار رهي ۽ صالح عمل ۾ جلدي ڪري ۔

ف۹ ٻانهن جي قولن ۽ فعلن کي ۔

ف۱۰ توڙي دين جي دشمنن سان جنگ ڪري يا نفس ۽ شيطان جي مخالفت ڪري ۽ الله تعالىٰ جي طاعت تي صابر ۽ قائم رهي ڪري ۔

ف۱۱ ان جو نفعو ۽ ثواب لهندو ۔

ف۱۲ انسان ۽ جن ۽ ملائڪن ۽ انهن جي عملن ۽ عبادتن کان ۔ امر ۽ نهي فرمائڻ ٻانهن تي رحم ۽ ڪرم جي لاءِ آهي ۔

ف۱۳ نيڪين جي ڪري ۔

ف۱۴ يعني نيڪ عمل تي ۔

ف۱۵ احسان ۽ نيڪ سلوڪ جو ۔ شانِ نزول ۔ هيءَ آيت ۽ سورة لقمان ۽ سورة احقاف جون آيتون سعد بن ابي وقاص رضي الله تعالىٰ عنه جي حق ۾ ۽ ابن اسحاق جي قول مطابق سعد بن مالڪ زهري جي حق ۾ نازل ٿيون ۔ انجي ماءُ حمنہ بنت ابي سفيان بن اُميہ بن عبد شمس هئي ۔ حضرت سعد سابقين اولين مان هو ۽ پنهنجي والده سان سهڻو سلوڪ ڪندو هو ۔ جڏهن پاڻ اسلام آندائين تڏهن سندس والده ڪيس چيو ته تو هي ڪهڙو نئون ڪم ڪيو ۔ خدا جو قسم ! جيستائين تون ان کان باز نه ايندين تيستائين نه کائيندس نه پيئندس تان جو مري وڃان ۽ تنهنجي هميشه بدنامي ٿئي ۽ توکي ماءُ جو قاتل چيو وڃي ۔ پوءِ ان پوڙهي لنگهڻ ڪاٽيو ۽ پورو هڪ ڏينهن نه کاڌائين نه پيتائين نه ڇانو ۾ ويٺي جنهن ڪري ضعيف ٿي وئي ۔ وري هڪ ڏينهن رات بيو بيهي اهڙي طرح رهي ۔ تڏهن حضرت سعد وٽس آيو ۽ کيس عرض ڪيائين ته اي ماءُ ! توڙي تنهنجون سؤ جانيون هجن ۽ هڪ هڪ ٿي نڪري وڃن ته به مان پنهنجو دين ڇڏڻ وارو نه آهيان ۔ پوءِ تنهنجي مرضي تون کائين توڙي نه کائين ۔ جڏهن اها حضرت سعد جي طرفان مايوس ٿي جو اهو پنهنجو دين ڇڏڻ وارو نه آهي تڏهن کائڻ پيئڻ لڳي ۔ ان تي الله تعالىٰ هيءَ آيت نازل فرمائي ۽ حڪم فرمايو ته پنهنجي والدين سان نيڪ سلوڪ ڪيو وڃي ۽ جيڪڏهن اهي ڪفر ۽ شرڪ جو حڪم ڏين ته پوءِ اهو نه مڃيو وڃي ۔

ف۱۶ ڇو ته جنهن شيءِ جو علم نه هجي تنهن کي ڪنهن جي چوڻ سان مڃڻ تقليد آهي ۔ معنىٰ هيءَ ٿي ته واقعي ۾ منهنجو ڪو شريڪ نه آهي ته پوءِ علم ۽ تحقيق سان توکو به ڪنهن کي منهنجو شريڪ مڃي پئي ته سگهين محال آهي ۔ رهيو تقليداً علم کان سواءِ منهنجو شريڪ مڃڻ سو نهايت قبيح آهي ۔ ان ۾ والدين جي هرگز اطاعت نه ڪر مسئلو ۔ اهڙي اطاعت ڪنهن مخلوق جي جائز نه آهي جنهن ۾ خداوند قدوس لاشريڪ له جي نافرماني هجي ۔ ف۱۷ توهان جي ڪردار جي جزا ڏئي ۔ ف۱۸ ته انهن سان حشر فرمائينداسون ۽ صالحن مان مراد نبي ۽ ولي سڳورا آهن ۔ ف۱۹ يعني دين جي ڪري ڪا تڪليف پهچي ٿي ۔ جيئن ڪافرن جو تڪليف پهچائڻ ۔ ف۲۰ ۽ جيئن الله تعالىٰ جي عذاب کان ڊڄڻ گهرجي هو تيئن خلق جي ايذائڻ کان ڊڄن ٿا ۔ ايستائين جو ايمان ڇڏي ڏين ٿا ۽ ڪفر اختيار ڪن ٿا ۔ اهو منافقن جو حال آهي ۔ ف۲۱ مثلاً مسلمانن جي فتح ٿئي يا انهن کي دولت ملي ۔

لَيَقُوْلُنَّ اِنَّا كُنَّا مَعَكُمْ ؕ اَوَلَيْسَ اللّٰهُ بِاَعْلَمَ بِمَا فِيْ صُدُوْرِ

تہ ضرور چوندا اسان تہ توهان سان گڏ هئاسي ٢٢ ڇا الله خوب نہ ٿو ڄاڻي جو ڪجهہ سموري جهان وارن

الْعٰلَمِيْنَ ﴿١٠﴾ وَلَيَعْلَمَنَّ اللّٰهُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَلَيَعْلَمَنَّ الْمُنٰفِقِيْنَ ﴿١١﴾

جي دلين ۾ آهي. ٢٣ ۽ الله ضرور ظاهر ڪندو ايمان وارن کي ٢٤ ۽ ضرور ظاهر ڪندو منافقن کي. ٢٥

وَقَالَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لِلَّذِيْنَ اٰمَنُوا اتَّبِعُوْا سَبِيْلَنَا وَلْنَحْمِلْ

۽ ڪافرن، مسلمانن کي چيو اسان جي واٽ تي هلو ۽ اسان توهان جي گناهن جو بار کڻنداسي

خَطٰيٰكُمْ ؕ وَمَا هُمْ بِحٰمِلِيْنَ مِنْ خَطٰيٰهُمْ مِّنْ شَيْءٍ ؕ اِنَّهُمْ

٢٦ حالانڪ اهي سندن گناهن مان ڪجهہ بہ نہ کڻندا، بيشڪ اهي ڪوڙا آهن

لَكٰذِبُوْنَ ﴿١٢﴾ وَلَيَحْمِلُنَّ اَثْقَالَهُمْ وَاَثْقَالًا مَّعَ اَثْقَالِهِمْ ۫ وَلَيُسْئَلُنَّ

۽ بيشڪ ضرور پهنجا ٢٧ بار کڻندا ۽ پنهنجن بارن سان گڏ ٻيا بوجهہ بہ ٢٨

يَوْمَ الْقِيٰمَةِ عَمَّا كَانُوْا يَفْتَرُوْنَ ﴿١٣﴾ؑ وَلَقَدْ اَرْسَلْنَا نُوْحًا اِلٰى

۽ ضرور قيامت جي ڏينهن انهن کان پڇا ڪئي ويندي جيڪي بهتان گهڙيندا هئا. ٢٩ ۽ بيشڪ اسان نوح کي ان جي قوم جي

قَوْمِهٖ فَلَبِثَ فِيْهِمْ اَلْفَ سَنَةٍ اِلَّا خَمْسِيْنَ عَامًا ؕ فَاَخَذَهُمُ

طرف موڪليو پوءِ اهو انهن ۾ پنجاهہ گهٽ هزار سال رهيو ٣٠ پوءِ انهن کي طوفان

الطُّوْفَانُ وَهُمْ ظٰلِمُوْنَ ﴿١٤﴾ فَاَنْجَيْنٰهُ وَاَصْحٰبَ السَّفِيْنَةِ

اچي وڪوڙيو ۽ اهي ظالم هئا. ٣١ پوءِ اسان ان کي ٣٢ ۽ ٻيڙي وارن کي ٣٣ بچائي ورتو ۽

وَجَعَلْنٰهَآ اٰيَةً لِّلْعٰلَمِيْنَ ﴿١٥﴾ وَاِبْرٰهِيْمَ اِذْ قَالَ لِقَوْمِهِ اعْبُدُوا

ان ٻيڙي کي سموري جهان جي واسطي نشاني ڪيوسون ٣٤ ۽ ابراهيم کي ٣٥ جڏهن ان پنهنجي قوم کي فرمايو

اللّٰهَ وَاتَّقُوْهُ ؕ ذٰلِكُمْ خَيْرٌ لَّكُمْ اِنْ كُنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ﴿١٦﴾ اِنَّمَا تَعْبُدُوْنَ

تہ الله جي پوڄا ڪريو ۽ ان کان ڊڄو ان ۾ توهان جي ڀلائي آهي جيڪڏهن توهان ڄاڻو. توهان تہ الله کان سواءِ

مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ اَوْثَانًا وَّتَخْلُقُوْنَ اِفْكًا ؕ اِنَّ الَّذِيْنَ تَعْبُدُوْنَ

بتن جي پوڄا ڪريو ٿا ۽ نرو ڪوڙ گهڙيندا آهيو ٣٦ بيشڪ اهي جن جي توهان الله کان سواءِ

مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ لَا يَمْلِكُوْنَ لَكُمْ رِزْقًا فَابْتَغُوْا عِنْدَ اللّٰهِ الرِّزْقَ

پوڄا ڪندا آهيو، اهي توهان جي روزي جو ڪو بہ اختيار نہ ٿا رکن پوءِ الله وٽ رزق ڳوليو ٣٧



ع ١٣ / ١٣

ف ٢٢ ايمان ۽ اسلام ۾ ۽ توهان وانگر دين تي ثابت هئاسي تہ پوءِ اسان کي ان ۾ شريڪ ڪريو.

ف ٢٣ ڪفر يا ايمان.

ف ٢٤ جن صدق ۽ خلوص سان ايمان آندو ۽ بلا ۽ مصيبت ۾ پنهنجي ايمان ۽ اسلام تي ثابت قدم رهيا.

ف ٢٥ ۽ انهي ٻنهي ٽولن کي جزا ڏيندو.

ف ٢٦ مڪي جي ڪافرن قريشي مؤمنن کي چيو هو تہ توهان اسان ۽ اسان جي ابن ڏاڏن جو دين اختيار ڪريو. توهان کي الله تعاليٰ جي طرف کان جيڪا بہ مصيبت پهچندي ان جا اسان ڪفيل آهيون ۽ توهان جو گناهہ اسان جي مٿان يعني جيڪڏهن اسان جي طريقي تي رهڻ سان الله تعاليٰ توهان کي پڪڙيو ۽ عذاب ڪيو تہ توهان جو عذاب اسان پنهنجي مٿان کڻنداسي. الله تعاليٰ انهن جي تڪذيب فرمائي.

ف ٢٧ ڪفر ۽ گناهن جا.

ف ٢٨ انهن جي گناهن جا جن کي انهن گمراهہ ڪيو ۽ حق جي راهہ کان روڪيو. حديث شريف ۾ آهي تہ جنهن اسلام ۾ ڪو برو طريقو ڪڍيو، ان تي ان طريقي ڪڍڻ جو گناهہ بہ آهي ۽ قيامت تائين جيڪي ماڻهو ان تي عمل ڪن، تن جو گناهہ بہ ان کان سواءِ جو انهن تان سندن گناهن جي بار ۾ ڪجهہ بہ گهٽتائي ٿئي (مسلم شريف).

ف ٢٩ الله تعاليٰ انهن جي عملن ۽ بهتان سڀني جو ڄاڻڻ وارو آهي، پر هي سوال ملامت ۽ جهڙڪ جي لاءِ آهي.

ف ٣٠ ان پوري مدت ۾ قوم کي توحيد ۽ ايمان جي دعوت جاري رکي ۽ انهن جي تڪليفن تي صبر ڪيائين. ان هوندي بہ اها قوم باز نہ آئي ۽ تڪذيب ڪندي رهي.

ف ٣١ طوفان ۾ غرق ٿي ويا. هن ۾ محبوب نبي ڪريم صلى الله تعاليٰ عليه واٰلہٖ وسلم جن کي تسلي ڏني وئي آهي تہ محبوبن ڪريمن کان اڳ نبين سڳورن سان سندن قومن گهڻيون سختيون ڪيون آهن. حضرت نوح عليه السلام ساڍا نو سؤ سال پورا دعوت فرمائيندا رهيا ۽ ايتري ساري ڊگهي عرصي جي باوجود سندس قوم جي تمام ٿورن ماڻهن ايمان آندو. تہ پوءِ اوهان غمگين ڇو ٿا ٿيو. ڇو تہ الله تعاليٰ جي فضل و ڪرم سان توهان جي ٿوري مدت جي دعوت سان گهڻي خلق ايمان سان مشرف ٿي چڪي آهي. ف ٣٢ يعني حضرت نوح عليه السلام کي. ف ٣٣ جيڪي سا ٺ گڏ هئا تن جو تعداد اٺهتر هو، تن ۾ اڌ مرد ۽ اڌ عورتون هيون. انهن ۾ حضرت نوح عليه السلام جا فرزند سام، حام، يافث ۽ سندن گهر واريون بہ شامل آهن. ف ٣٤ چيو ويو آهي تہ اها ٻيڙي جودي جبل تي ڊگهي مدت تائين باقي رهي. ف ٣٥ ياد ڪريو. ف ٣٦ جو بتن کي خدا جو شريڪ چئو ٿا. ف ٣٧ اهو ئي رزاق آهي.

وَاعْبُدُوهُ وَاشْكُرُوا لَهُ ۖ إِلَيْهِ تُرْجَعُونَ ﴿١٧﴾ وَإِن تُكَذِّبُوا فَقَدْ

۽ ان جي بندگي ڪريو ۽ انهيءَ جو شڪر ڪريو توهان کي انهيءَ جي طرف موٽڻو آهي ف٣٨ ۽ جيڪڏهن توهان ڪُوڙو ڄاڻو ف٣٩ ته

كَذَّبَ أُمَمٌ مِّن قَبْلِكُمْ ۖ وَمَا عَلَى الرَّسُولِ إِلَّا الْبَلَاغُ الْمُبِينُ ﴿١٨﴾

توهان کان اڳي به ڪيترين امتن تڪذيب ڪري چُڪيون آهن ف٤٠ ۽ رسولن جي ذمي نه آهي مگر صاف پهچائي ڇڏڻ

أَوَلَمْ يَرَوْا كَيْفَ يُبْدِئُ اللَّهُ الْخَلْقَ ثُمَّ يُعِيدُهُ ۚ إِنَّ ذَٰلِكَ عَلَى

۽ ڇا انهن نه ڏٺو ته الله ڪهڙي طرح خلق جي ابتدا فرمائي ٿو ف٤١ پوءِ ان کي ٻيهر ناهيندو ف٤٢ بيشڪ اهو الله تي

اللَّهِ يَسِيرٌ ﴿١٩﴾ قُلْ سِيرُوا فِي الْأَرْضِ فَانظُرُوا كَيْفَ بَدَأَ الْخَلْقَ

آسان آهي ف٤٣. تون فرماءِ زمين ۾ سفر ڪري ڏسو ف٤٤ ته الله پهريائين ڪيئن ٿو پيدا ڪري ف٤٥

ثُمَّ اللَّهُ يُنشِئُ النَّشْأَةَ الْآخِرَةَ ۚ إِنَّ اللَّهَ عَلَىٰ كُلِّ شَيْءٍ قَدِيرٌ ﴿٢٠﴾

پوءِ الله پيدا ڪندو ٻيهر پيدا ڪرڻ ف٤٦ بيشڪ الله سڀ ڪجهه ڪري سگهي ٿو.

يُعَذِّبُ مَن يَشَاءُ وَيَرْحَمُ مَن يَشَاءُ ۖ وَإِلَيْهِ تُقْلَبُونَ ﴿٢١﴾ وَ

عذاب ڏي ٿو جنهن کي گهري ف٤٧ ۽ رحم فرمائي ٿو جنهن تي گهري ف٤٨ ۽ توهان کي انهيءَ جي طرف موٽڻو آهي

مَا أَنتُم بِمُعْجِزِينَ فِي الْأَرْضِ وَلَا فِي السَّمَاءِ ۖ وَمَا لَكُم

۽ توهان نه ته زمين ۾ ف٤٩ قبضي مان نڪري سگهو ٿا ۽ نه آسمان ۾ ف٥٠ ۽ توهان جي واسطي

مِّن دُونِ اللَّهِ مِن وَلِيٍّ وَلَا نَصِيرٍ ﴿٢٢﴾ وَالَّذِينَ كَفَرُوا بِآيَاتِ

الله کان سواءِ نه ڪوئي ڪم ٺاهڻ وارو آهي ۽ نه مددگار. ۽ جن انڪار ڪيو منهنجي آيتن ۽ منهنجي

اللَّهِ وَلِقَائِهِ أُولَٰئِكَ يَئِسُوا مِن رَّحْمَتِي وَأُولَٰئِكَ لَهُمْ

ملڻ جو ف٥١ اهي ئي آهن جيڪي منهنجي رحمت کان نااميد ٿيا ۽ انهن جي واسطي دردناڪ

عَذَابٌ أَلِيمٌ ﴿٢٣﴾ فَمَا كَانَ جَوَابَ قَوْمِهِ إِلَّا أَن قَالُوا اقْتُلُوهُ

عذاب آهي. ف٥٢ پوءِ ان جي قوم کان ٻيو ته ڪو جواب نه ٿيو مگر هي ته چيائون هن کي قتل ڪري ڇڏيو

أَوْ حَرِّقُوهُ فَأَنجَاهُ اللَّهُ مِنَ النَّارِ ۚ إِنَّ فِي ذَٰلِكَ لَآيَاتٍ لِّقَوْمٍ

يا ساڙي ڇڏيو ف٥٣ پوءِ الله ان کي ف٥٤ باهه کان بچايو ف٥٥ بيشڪ ان ۾ ضرور نشانيون آهن ايمان وارن

يُؤْمِنُونَ ﴿٢٤﴾ وَقَالَ إِنَّمَا اتَّخَذْتُم مِّن دُونِ اللَّهِ أَوْثَانًا مَّوَدَّةَ

جي واسطي ف٥٦ ۽ ابراهيم ف٥٧ فرمايو توهان ته الله کان سواءِ هي بت گهڙيا آهن جن سان توهان جي دوستي

ع ٢ ٩ ١٤



ف٣٨ آخرت ۾. ف٣٩ ۽ مون کي ڪُوڙو چئو ته منهنجو ڪو نقصان نه آهي. ف٤٠ منهنجو ڪو نقصان نه آهي. ۽ ان وات ڏيکاري ڇڏي ۽ معجزا پيش ڪري ڇڏيا ۽ منهنجو فرض ادا ٿي ويو ۽ ان هوندي به توهان جيڪڏهن نه مڃو. ف٤٠ پنهنجن نبين سڳورن کي. جيئن نوح، عاد ۽ ثمود وغيره جون قومون. انهن جي تڪذيب ڪرڻ جو انجام اهو ٿيو جو الله تعالى انهن کي هلاڪ ڪيو. ف٤١ جو پهريائين انهن کي نطفو بنائي ٿو، پوءِ رت جي ڏک جي صورت ڏي ٿو، پوءِ گوشت جو ٽڪرو ناهي ٿو. اهڙي طرح آهستي آهستي ان جي خلقت کي مڪمل ڪري ٿو. ف٤٢ آخرت ۾ بعث جي وقت. ف٤٣ يعني پهرين پيري پيدا ڪرڻ ۽ مرڻ کان پوءِ وري ٻيهر ناهڻ. ف٤٤ اڳين قومن جي گوٺن ۽ نشانن کي ته. ف٤٥ مخلوق کي وري ان کي موت ڏي ٿو. ف٤٦ يعني جڏهن اهو يقين سان ڄاتائين ته پهرين پيري الله تعالى ئي پيدا ڪيو ته پوءِ معلوم ٿيو ته ان خالق جو مخلوق کي موت ڏيڻ کان پوءِ ٻيهر پيدا ڪرڻ ڪجهه به ڏکيو نه آهي. ف٤٧ پنهنجي عدل سان. ف٤٨ پنهنجي فضل سان. ف٤٩ پنهنجي رب جي. ف٥٠ ان کان ڀڄڻ ۽ ڀڄڻ جي ڪٿي طاقت نه آهي يا هي معنى آهي ته نه زمين وارا ان جي حڪم ۽ قضا کان ڪاڏي ڀڄي سگهن ٿا نه آسمان وارا. ف٥١ يعني قرآن ڪريم ۽ بعث تي ايمان نه آندائون. ف٥٢ ان پند ۽ نصيحت کان پوءِ. پوءِ حضرت ابراهيم عليه السلام جي واقعي جو ذڪر فرمايو وڃي ٿو ته جڏهن پاڻ پنهنجي قوم کي ايمان جي دعوت ڏنائين ۽ دليل قائم ڪيائين ۽ نصيحتون فرمايائين. ف٥٣ اهو انهن پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي چيو يا سردارن پنهنجي تابعدارن کي. بهرحال ڪجهه چوڻ وارا هُئا ته ڪجهه ان تي راضي ٿيڻ وارا هُئا پر هُئا سڀئي متفق تنهن ڪري اهي سڀ چوڻ وارن جي حڪم ۾ آهن. ف٥٤ يعني حضرت ابراهيم عليه السلام کي جڏهن ته سندس قوم باهه ۾ وڌس. ف٥٥ ان باهه کي ٿڌو ڪري ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام جي لاءِ سلامتي بنائي ڪري. ف٥٦ عجيب عجيب نشانيون. باهه جو ايتري گهڻائي جي باوجود اثر نه ڪرڻ ۽ ٿڌو ٿي وڃڻ ۽ ان جي جاءِ تي باغ ٿي وڃڻ ۽ سڀ ڪجهه هڪ پلڪ کان به گهٽ عرصي ۾ ٿيڻ. ف٥٧ پنهنجي قوم کي.

بَيۡنِكُمۡ فِى الۡحَيٰوةِ الدُّنۡيَا‌ۚ ثُمَّ يَوۡمَ الۡقِيٰمَةِ يَكۡفُرُ بَعۡضُكُمۡ

دنيا جي زندگي تائين ئي آهي و٥٨ پوءِ قيامت جي ڏينهن توهان جاهڪڙا ٻين جو انڪار ڪندا

بِبَعۡضٍ وَّيَلۡعَنُ بَعۡضُكُمۡ بَعۡضًا وَّمَاۡوٰٮكُمُ النَّارُ وَمَا

۽ هڪ ٻئي تي لعنت ڪندا و٥٩ ۽ توهان سڀني جو ٺڪاڻو جهنم آهي و٦٠ ۽ توهان جو

لَـكُمۡ مِّنۡ نّٰصِرِيۡنَ ۝ فَاٰمَنَ لَهٗ لُوۡطٌ‌ۘ وَقَالَ اِنِّىۡ مُهَاجِرٌ

ڪو به مددگار نه آهي. و٦١ پوءِ لوط ان تي ايمان آندو و٦٢ ۽ ابراهيم چيو مان و٦٣ پنهنجي رب جي

اِلٰى رَبِّىۡ‌ؕ اِنَّهٗ هُوَ الۡعَزِيۡزُ الۡحَكِيۡمُ ۝ وَوَهَبۡنَا لَهٗۤ اِسۡحٰقَ وَ

طرف هجرت ڪريان ٿو و٦٤ بيشڪ اهو ئي عزت ۽ حڪمت وارو آهي. ۽ اسان ان کي و٦٥ اسحاق ۽

يَعۡقُوۡبَ وَجَعَلۡنَا فِىۡ ذُرِّيَّتِهِ النُّبُوَّةَ وَالۡكِتٰبَ وَاٰتَيۡنٰهُ

يعقوب عطا فرمايا ۽ ن رکي ان جي اولاد ۾ نبوت و٦٦ ۽ ڪتاب و٦٧ اسان ان کي عطا فرمايو

اَجۡرَهٗ فِى الدُّنۡيَا‌ۚ وَاِنَّهٗ فِى الۡاٰخِرَةِ لَمِنَ الصّٰلِحِيۡنَ ۝

ان جو ثواب دنيا ۾ و٦٨ ۽ بيشڪ اهو آخرت ۾ اسان جي خاص قرب وارن مان آهي و٦٩

وَلُوۡطًا اِذۡ قَالَ لِقَوۡمِهٖۤ اِنَّكُمۡ لَـتَاۡتُوۡنَ الۡفَاحِشَةَ مَا

۽ اسان لوط کي نجات ڏني جڏهن ان پنهنجي قوم کي فرمايو ته بيشڪ توهان بي حيائي جو ڪم ڪريو ٿا جيڪو

سَبَقَكُمۡ بِهَا مِنۡ اَحَدٍ مِّنَ الۡعٰلَمِيۡنَ ۝ اَئِنَّكُمۡ لَـتَاۡتُوۡنَ

توهان کان اڳ ۾ سڄي دنيا ۾ ڪنهن به نه ڪيو آهي و٧٠ ڇا توهان مردن سان

الرِّجَالَ وَتَقۡطَعُوۡنَ السَّبِيۡلَ ۙ وَتَاۡتُوۡنَ فِىۡ نَادِيۡكُمُ

بي حيائي جو ڪم ڪريو ٿا ۽ رستي تي ڦرڪريو ٿا و٧١ ۽ پنهنجي مجلس ۾ بُريون ڳالهيون

الۡمُنۡكَرَ‌ؕ فَمَا كَانَ جَوَابَ قَوۡمِهٖۤ اِلَّاۤ اَنۡ قَالُوا ائۡتِنَا

ڪريو ٿا و٧٢ پوءِ ان جي قوم جو ٻيو ڪو جواب نه هو مگر هي ته چيائون اسان تي الله جو

بِعَذَابِ اللّٰهِ اِنۡ كُنۡتَ مِنَ الصّٰدِقِيۡنَ ۝ قَالَ رَبِّ

عذاب آڻ جيڪڏهن تون سچو آهين. و٧٣ عرض ڪيائين اي منهنجا رب

انۡصُرۡنِىۡ عَلَى الۡقَوۡمِ الۡمُفۡسِدِيۡنَ ۝ وَلَمَّا جَآءَتۡ رُسُلُنَاۤ

منهنجي مدد ڪر و٧٤ انهن فسادي ماڻهن تي و٧٥. ۽ جڏهن اسان جا ملائڪ ابراهيم وٽ

وقف لازم

٣ ع ٨ ١٥

و٥٨ پوءِ ختم ٿي ويندي ۽ آخرت ۾ ڪنهن ڪم نه ايندي.

و٥٩ بُت پنهنجن پوڄارين کان بيزار ٿيندا ۽ سردار پنهنجن مڃڻ وارن کان ۽ مڃڻ وارا سردارن تي لعنت ڪندا.

و٦٠ بُتن جو به ۽ پوڄارين جو به. انهن ۾ سردارن جو به ۽ انهن جي فرمانبردارن جو به.

و٦١ جيڪو توهان کي عذاب کان بچائي ۽ جڏهن حضرت ابراهيم عليه السلام باه مان سلامت نڪتو ۽ ان ڪيس ڪو نقصان نه پهچايو.

و٦٢ يعني حضرت لوط عليه السلام اهو معجزو ڏسي حضرت ابراهيم عليه السلام جي رسالت جي تصديق ڪئي. پاڻ حضرت ابراهيم عليه السلام جو سڀني کان اڳ تصديق ڪرڻ وارو آهي. ايمان مان رسالت جي تصديق ئي مُراد آهي ڇو ته اصل توحيد جو اعتقاد ته ان کي هميشه کان حاصل آهي. ان ڪري ته نبي سڀ کان هميشه ئي مؤمن ٿيندا آهن ۽ انهن کان ڪفر ڪنهن حال ۾ متصور نه آهي.

و٦٣ پنهنجي قوم کي ڇڏي.

و٦٤ جتي ان جو حڪم ٿيو. اهڙي طرح پاڻ سواد عراق کان سرزمين شام جي طرف هجرت فرمايائين. ان هجرت ۾ ساڻس گڏ سندس گهرواري بيبي ساره ۽ حضرت لوط عليه السلام هُئا.

و٦٥ حضرت اسماعيل عليه السلام کان پوءِ.

و٦٦ حضرت ابراهيم عليه السلام کان پوءِ جيترا به نبي سڀ ٿيا سي سڀ سندس نسل مبارڪ مان ٿيا.

و٦٧ ڪتاب مان توريت، انجيل، زبور ۽ قرآن شريف مُراد آهن

و٦٨ جو پاڪ اولاد عطا فرمائي. پيغمبري ان جي نسل ۾ رکي. ڪتاب انهن پيغمبرن کي عطا ڪيا جيڪي ان جي اولاد مان آهن ۽ انهن کي خلق ۾ محبوب ۽ مقبول ڪيو. جو سڀني ملتن ۽ دين وارا ساڻن محبت رکن ٿا ۽ انهن جي طرف نسبت فخر ڄاڻن ٿا ۽ ان جي لاءِ دنيا جي اختتام تائين درود مقرر ڪيو. هي ته ٿورو آهي، جيڪو دنيا ۾ عطا فرمايو.

و٦٩ جن جي لاءِ وڏا بلند درجا آهن.

و٧٠ هن بيحيائي جو تفسير هن کان اڳين آيت ۾ بيان ٿيئي ٿو.

و٧١ واٽ ويندڙن کي قتل ڪري، انهن کان مال لُٽي ۽ هي به چيو ويو آهي ته اهي ماڻهو مسافرن سان بدفعلي ڪندا هُئا ايستائين جو ماڻهن ان طرف لنگهڻ بند ڪري ڇڏيو هو.

و٧٢ جيڪا عقلاً ۽ عرفاً قبيح ۽ ممنوع آهي، جيئن گاريون ڏيڻ، فحش ڳالهائڻ، تاڙيون ۽ سيٽيون وڄائڻ، هڪ ٻئي کي پٿريون هڻڻ، رستي هلڻ وارن تي پٿريون اڇلائڻ، شراب پيئڻ، مسخري ۽ خراب ڳالهيون ڪرڻ، هڪ ٻئي کي ٺوڪڻ وغيره ذليل فعل ۽ حرڪتون، جن جي قوم لوط عادي هُئي. حضرت لوط عليه السلام ان تي انهن کي ملامت ڪئي. و٧٣ هن ڳالهه تي ته هي فعل خراب آهن ۽ اهڙي فعل ڪرڻ وارن تي عذاب نازل ٿيندو اهو انهن ٺٺولي جي طريقي سان چيو. جڏهن حضرت لوط عليه السلام کي ان قوم جي سڌي رستي تي اچڻ جي ڪا اميد نه رهي ته پوءِ پاڻ بارگاهه الاهي ۾.

و٧٤ عذاب جي نازل ڪرڻ جي باري ۾ منهنجي ڳالهه پوري ڪري. و٧٥ الله تعالى سندس دعا قبول فرمائي.

إِبْرٰهِيْمَ بِالْبُشْرٰى ۙ قَالُوْٓا اِنَّا مُهْلِكُوْٓا اَهْلِ هٰذِهِ الْقَرْيَةِ ۚ
خوشخبري ڪٽي آيا وٽ ٧٦ چيائون اسان ضرور هن شهر وارن کي هلاڪ ڪندا سين ٧٧
اِنَّ اَهْلَهَا كَانُوْا ظٰلِمِيْنَ ۚ ﴿٣١﴾ قَالَ اِنَّ فِيْهَا لُوْطًا ۭ قَالُوْا نَحْنُ
بيشڪ ان جا رهاڪو وارا ظالم آهن. چيائين ٧٨ ان ۾ ته لوط آهي ٧٩ ملائڪن چيو
اَعْلَمُ بِمَنْ فِيْهَا ڦ لَنُنَجِّيَنَّهٗ وَاَهْلَهٗٓ اِلَّا امْرَاَتَهٗ ڮ كَانَتْ مِنَ
اسان کي چڱي طرح خبر آهي جيڪو ان ۾ آهي اسان ضرور ان کي ٨٠ ۽ ان جي گهر وارن کي نجات ڏينداسين
الْغٰبِرِيْنَ ﴿٣٢﴾ وَلَمَّآ اَنْ جَاۗءَتْ رُسُلُنَا لُوْطًا سِيْۗءَ بِهِمْ وَ
مگر سندس زال جيڪا رهجي ويندڙن ۾ آهي. ٨١ ۽ جڏهن اسان جا ملائڪ لوط وٽ ٨٢ آيا انهن جو اچڻ
ضَاقَ بِهِمْ ذَرْعًا وَّقَالُوْا لَا تَخَفْ وَلَا تَحْزَنْ ۣ اِنَّا مُنَجُّوْكَ
ان کي ڏکيو لڳو ۽ انهن جي ڪري دل تنگ ٿيو ٨٣ ۽ انهن چيو ته ڊڄ نه ٨٤ ۽ نه ئي غم ڪر
وَاَهْلَكَ اِلَّا امْرَاَتَكَ كَانَتْ مِنَ الْغٰبِرِيْنَ ﴿٣٣﴾ اِنَّا مُنْزِلُوْنَ عَلٰٓى
٨٥ بيشڪ اسان توکي ۽ تنهنجي گهر وارن کي نجات ڏيندا سين مگر تنهنجي زال ان کان پٺتي رهجي ويندڙن مان آهي.
اَهْلِ هٰذِهِ الْقَرْيَةِ رِجْزًا مِّنَ السَّمَاۗءِ بِمَا كَانُوْا يَفْسُقُوْنَ ﴿٣٤﴾
بيشڪ اسان شهر وارن تي آسمان کان عذاب لاهڻ وارا آهيون
وَلَقَدْ تَّرَكْنَا مِنْهَآ اٰيَةًۢ بَيِّنَةً لِّقَوْمٍ يَّعْقِلُوْنَ ﴿٣٥﴾ وَاِلٰى مَدْيَنَ
سندن نافرمانين سبب. ۽ بيشڪ اسان ان مان روشن نشاني باقي رکي عقل وارن
اَخَاهُمْ شُعَيْبًا ۙ فَقَالَ يٰقَوْمِ اعْبُدُوا اللّٰهَ وَارْجُوا الْيَوْمَ
جي واسطي. ٨٦ مدين جي طرف سندن ڀاءُ شعيب کي موڪليو، ان فرمايو اي منهنجي قوم الله
الْاٰخِرَ وَلَا تَعْثَوْا فِي الْاَرْضِ مُفْسِدِيْنَ ﴿٣٦﴾ فَكَذَّبُوْهُ
جي بندگي ڪيو ۽ آخرت جي ڏينهن جي اميد رکو ٨٧ ۽ زمين ۾ فساد ڦهلائيندڙ ٿي نه ڦرو.
فَاَخَذَتْهُمُ الرَّجْفَةُ فَاَصْبَحُوْا فِيْ دَارِهِمْ جٰثِمِيْنَ ﴿٣٧﴾ وَ
پوءِ انهن ان کي ڪوڙو چيو ته انهن تي زلزلو اچي ڪري پيو پوءِ صبح ڪيائون پنهنجي گهرن ۾ گوڏن ڀر ڪري پيل.
عَادًا وَّثَمُوْدَا۟ وَقَدْ تَّبَيَّنَ لَكُمْ مِّنْ مَّسٰكِنِهِمْ ۣ وَزَيَّنَ لَهُمُ
٨٨ ۽ عاد ۽ ثمود کي هلاڪ فرمايو ۽ توهان کي ٨٩ انهن جا گهر معلوم ٿي چڪا آهن ٩٠ ۽ شيطان سندن

٧٦ سندس پُٽ ۽ پوٽي حضرت اسحاق ۽ حضرت يعقوب عليهما السلام جي. ٧٧ ان شهر جو نالو سدوم هو. ٧٨ حضرت ابراهيم عليه السلام. ٧٩ ۽ لوط عليه الصلاة الله تعالىٰ جو نبي ۽ ان جو برگزيده ٻانهو آهي. ٨٠ يعني لوط عليه السلام کي. ٨١ عذاب ۾. ٨٢ خوبصورت مهمانن جي شڪل ۾. ٨٣ قوم جي فعلن، حرڪتن ۽ انهن جي نالائقين جو خيال رکي. ان وقت ملائڪن ظاهر ڪيو ته اهي الله تعالىٰ جا موڪليل آهن. ٨٤ قوم کان. ٨٥ اسان جو ته قوم جا ماڻهو اسان سان ڪا بي ادبي يا گستاخي ڪن، اسان ملائڪ آهيون، اسان ماڻهن کي هلاڪ ڪنداسين. ٨٦ حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته اها روشن نشاني لوط عليه السلام جي قوم جا ويران مڪان آهن. ٨٧ يعني قيامت جي ڏينهن جي، اهڙا فعل بجا آڻي جيڪي آخرت جي ثواب جو باعث هجن. ٨٨ مُثل ٻي سام. ٨٩ اي مڪي وارو. ٩٠ حجر ۽ يمن ۾ جڏهن توهان پنهنجن سفرن ۾ اتان لنگهو ٿا.

الشَّيْطٰنُ اَعْمَالَهُمْ فَصَدَّهُمْ عَنِ السَّبِيْلِ وَكَانُوْا مُسْتَبْصِرِيْنَ ﴿٣٨﴾

ڪُڌا ڪم وا۹ سندن نظر ۾ چڱا ڪري ڏيکاريا ۽ انهن کي (سڌي) واٽ کان روڪيائين ۽ انهن ڏٺو وائٺو ڻي. و۹۲

وَقَارُوْنَ وَفِرْعَوْنَ وَهَامٰنَ ۖ وَلَقَدْ جَآءَهُمْ مُّوْسٰى بِالْبَيِّنٰتِ

۽ قارون ۽ فرعون ۽ هامان کي و۹۳ بيشڪ انهن وٽ موسىٰ روشن نشانيون

فَاسْتَكْبَرُوْا فِى الْاَرْضِ وَمَا كَانُوْا سٰبِقِيْنَ ﴿٣٩﴾ فَكُلًّا اَخَذْنَا

کڻي آيو پوءِ انهن زمين ۾ وڏائي ڪئي ۽ اهي اسان کان بچي وڃڻ وارا نه هئا و۹۴ پوءِ اسان انهن مان هر هڪ

بِذَنْۢبِهٖ ۚ فَمِنْهُمْ مَّنْ اَرْسَلْنَا عَلَيْهِ حَاصِبًا ۚ وَمِنْهُمْ مَّنْ

کي سندس گناه تي پڪڙيو، پوءِ انهن مان ڪن تي اسان پٿر وسايا و۹۵ ۽ انهن مان ڪن کي

اَخَذَتْهُ الصَّيْحَةُ ۚ وَمِنْهُمْ مَّنْ خَسَفْنَا بِهِ الْاَرْضَ ۚ وَمِنْهُمْ

گرجدار آواز اچي رسيو و۹۶ ۽ ڪن کي انهن مان اسان زمين ۾ دٻي ڇڏيو و۹۷ ۽ ڪن کي انهن

مَّنْ اَغْرَقْنَا ۚ وَمَا كَانَ اللّٰهُ لِيَظْلِمَهُمْ وَلٰكِنْ كَانُوْٓا اَنْفُسَهُمْ

مان اسان ٻوڙي ڇڏيو و۹۸ ۽ الله جو شان نه هو جو انهن تي ظلم ڪري و۹۹ هائو اهي و۱۰۰ پاڻ سان پاڻ تي

يَظْلِمُوْنَ ﴿٤٠﴾ مَثَلُ الَّذِيْنَ اتَّخَذُوْا مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ اَوْلِيَآءَ

ظلم ڪري رهيا هئا. انهن جو مثال جن الله کان سواءِ ٻيا مالڪ ٺاهي ورتا آهن و۱۰۱

كَمَثَلِ الْعَنْكَبُوْتِ ۚ اِتَّخَذَتْ بَيْتًا ۖ وَاِنَّ اَوْهَنَ الْبُيُوْتِ

ڪوريئڙي وانگر آهي جنهن جاري جو گهر ٺاهيو و۱۰۲ ۽ بيشڪ سمورن گهرن ۾ ڪمزور گهر ڪوريئڙي

لَبَيْتُ الْعَنْكَبُوْتِ ۘ لَوْ كَانُوْا يَعْلَمُوْنَ ﴿٤١﴾ اِنَّ اللّٰهَ يَعْلَمُ مَا

جو آهي و۱۰۳ ڪهڙو نه چڱو هو جيڪڏهن ڄاڻن ها. و۱۰۴ بيشڪ الله ڄاڻي ٿو جنهن شيءِ جي ان کان سواءِ

يَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِهٖ مِنْ شَيْءٍ ۗ وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ﴿٤٢﴾ وَتِلْكَ

پوڄا ڪندا آهن و۱۰۵ ۽ اهوئي عزت ۽ حڪمت وارو آهي. ۽ اهي مثال اسان ماڻهن جي لاءِ

الْاَمْثَالُ نَضْرِبُهَا لِلنَّاسِ ۚ وَمَا يَعْقِلُهَآ اِلَّا الْعٰلِمُوْنَ ﴿٤٣﴾ خَلَقَ

بيان فرمايون ٿا ۽ انهن کي نه ٿا سمجهن مگر علم وارا. و۱۰۷ الله آسمان

اللّٰهُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ بِالْحَقِّ ۗ اِنَّ فِىْ ذٰلِكَ لَاٰيَةً لِّلْمُؤْمِنِيْنَ ﴿٤٤﴾

۽ زمين برحق بنايا بيشڪ ان ۾ نشاني آهي و۱۰۸ مسلمانن جي واسطي.

وقف لازم

ع ١٤ ١٦

و۹۱ ڪفر ۽ نافرماني.

و۹۲ عقل وارا هئا، حق ۽ باطل ۾ تميز ڪري سگهندا هئا پر انهن عقل ۽ انصاف کان ڪم نه ورتو.

و۹۳ الله تعالىٰ هلاڪ فرمايو.

و۹۴ جو اسان جي عذاب کان بچي سگهن.

و۹۵ ۽ اها قوم لوط هئي، جن کي ننڍن ننڍن پٿرن سان هلاڪ ڪيو ويو. جيڪي تيز هوا سان انهن کي لڳندا هئا.

و۹۶ يعني قوم ثمود، جيڪا هولناڪ آواز جي عذاب سان هلاڪ ڪئي وئي.

و۹۷ يعني قارون ۽ سندس ساٿين کي.

و۹۸ جيئن قوم نوح کي ۽ فرعون کي ۽ سندس قوم کي.

و۹۹ اهو ڪنهن کي گناه کان سواءِ عذاب ۾ گرفتار نه ٿو ڪري.

و۱۰۰ نافرمانيون ڪري ۽ ڪفر ۽ سرڪشي اختيار ڪري.

و۱۰۱ يعني بُتن کي معبود ٺاهيو آهي، انهن سان اميدون وابسته ڪري رکيون آهن ۽ واقعي ۾ انهن جي عاجزي ۽ بي اختياري جو مثال هي آهي جيڪو اڳتي ذڪر فرمايو وڃي ٿو.

و۱۰۲ پنهنجي رهڻ جي لاءِ، نه ان سان گرمي پري ٿئي، نه سردي، نه گرد و غبار ۽ بارش ۽ نه ڪنهن ٻي شيءِ کان حفاظت، ايئن ئي بُت آهن جو پنهنجن پوڄارن کي نه دُنيا ۾ نفعو پهچائي سگهن، نه آخرت ۾ ڪو نقصان پهچائي سگهن.

و۱۰۳ ايئن ئي سڀني دينن ۾ ڪمزور ۽ نڪمو دين بُت پرستن جو دين آهي.

فائدو:- حضرت على المرتضىٰ رضى الله تعالىٰ عنه کان روايت ٿيل آهي، پاڻ فرمايائون ته پنهنجن گهرن مان ڪوريئڙن جا جارا پري ڪريو، اهي محتاجي جو سبب ٿيندا آهن.

و۱۰۴ ته انهن جو دين ايتري قدر نڪمو آهي.

و۱۰۵ جو اها ڪا حقيقت نه ٿي رکي.

و۱۰۶ پوءِ عقل واري کي ڪيئن لائق آهي، جو عزت ۽ حڪمت واري قادر مختار جي عبادت ڇڏي بي علم، بي اختيار پٿرن جي پوڄا ڪري.

و۱۰۷ يعني انهن جي حُسن ۽ خوبي ۽ انهن جي نفعي ۽ فائدي ۽ انهن جي حڪمت کي علم وارا سمجهن ٿا، جهڙي طرح هن مثال مُشرڪ ۽ موحد جو حال خوب چڱي طرح ظاهر ڪري ڇڏيو ۽ فرق واضح فرمائي ڇڏيو. قريش جي ڪافرن طنز جي طريقي سان چيو هو ته الله تعالىٰ مک ۽ ڪوريئڙي جا مثال بيان فرمائي ٿو ۽ ان تي انهن ٺٺولي ڪئي هُئي، هن آيت ۾ انهن جو رد ڪيو ويو ته اهي جاهل آهن. تمثيل جي حڪمت کي نه ٿا ڄاڻن. مثال مان مقصد سمجهڻ هوندو آهي ۽ جهڙي شيءِ هجي، ان جو شان ظاهر ڪرڻ جي لاءِ اهڙوئي مثال حڪمت جي تقاضا آهي ته پوءِ باطل ۽ ڪمزور دين جي لاءِ اهو مثال نهايت ئي نفعي وارو آهي جن کي الله تعالىٰ عقل ۽ علم عطا فرمايو، سي سمجهن ٿا. و۱۰۸ ان جي قدرت ۽ حڪمت ۽ ان جي توحيد ۽ هيڪڙائي تي دلالت ڪرڻ واري.

اُتۡلُ مَاۤ اُوۡحِیَ اِلَیۡکَ مِنَ الۡکِتٰبِ وَ اَقِمِ الصَّلٰوۃَ ؕ اِنَّ الصَّلٰوۃَ

اي محبوب پڙھ جيڪي ڪتاب جي توڏانهن وحي ڪيو ويو [109] ۽ نماز قائم فرماءِ بيشڪ نماز

تَنۡهٰی عَنِ الۡفَحۡشَآءِ وَ الۡمُنۡکَرِ ؕ وَ لَذِکۡرُ اللّٰهِ اَکۡبَرُ ؕ وَ اللّٰهُ یَعۡلَمُ

بي حيائي ۽ بري ڳالهه کان روڪي ٿي [110] ۽ بيشڪ الله جو ذڪر سڀ کان وڏو آهي [111] ۽ الله ڄاڻي ٿو

مَا تَصۡنَعُوۡنَ ﴿۴۵﴾ وَ لَا تُجَادِلُوۡۤا اَهۡلَ الۡکِتٰبِ اِلَّا بِالَّتِیۡ هِیَ

جو ڪجهه توهان ڪريو ٿا. ۽ مسلمانو نه ڪتاب وارن سان جهڳڙو نه ڪريو مگر بهتر

اَحۡسَنُ ٭ۖ اِلَّا الَّذِیۡنَ ظَلَمُوۡا مِنۡهُمۡ وَ قُوۡلُوۡۤا اٰمَنَّا بِالَّذِیۡۤ اُنۡزِلَ

طريقي سان [112] سواءِ انهن جي جن انهن ۾ ظلم ڪيو [113] ۽ چئو [114] اسان ايمان آندو ان تي جيڪو اسان جي طرف

اِلَیۡنَا وَ اُنۡزِلَ اِلَیۡکُمۡ وَ اِلٰـهُنَا وَ اِلٰـهُکُمۡ وَاحِدٌ وَّ نَحۡنُ لَهٗ مُسۡلِمُوۡنَ ﴿۴۶﴾

لٿو ۽ جيڪو توهان جي طرف نازل ٿيو [115] اسان ۽ توهان جو معبود هڪڙو ئي آهي ۽ اسان انهي جي درگاه ۾ گردن جهڪايون ٿا [116]

وَ کَذٰلِکَ اَنۡزَلۡنَاۤ اِلَیۡکَ الۡکِتٰبَ ؕ فَالَّذِیۡنَ اٰتَیۡنٰهُمُ الۡکِتٰبَ

۽ اي محبوب ايئن اسان تنهنجي طرف ڪتاب لاٿو [117] پوءِ اهي جن کي اسان ڪتاب عطا فرمايو [117]

یُؤۡمِنُوۡنَ بِهٖ ۚ وَ مِنۡ هٰۤؤُلَآءِ مَنۡ یُّؤۡمِنُ بِهٖ ؕ وَ مَا یَجۡحَدُ

ان تي ايمان رکن ٿا ۽ انهن مان ڪي اهي آهن [118] جيڪي ان تي ايمان رکن ٿا ۽ اسان جي آيتن جو

بِاٰیٰتِنَاۤ اِلَّا الۡکٰفِرُوۡنَ ﴿۴۷﴾ وَ مَا کُنۡتَ تَتۡلُوۡا مِنۡ قَبۡلِهٖ مِنۡ

انڪار نٿا ڪن مگر ڪافر [119] ۽ ان [120] کان اڳي تون ڪو ڪتاب پڙهندو نه هئين

کِتٰبٍ وَّ لَا تَخُطُّهٗ بِیَمِیۡنِکَ اِذًا لَّارۡتَابَ الۡمُبۡطِلُوۡنَ ﴿۴۸﴾ بَلۡ

۽ نه وري پنهنجي هٿ سان لکندو هئين ائين هجي ها [121] ته باطل وارا ضرور شڪ آڻين ها [122] بلڪ

هُوَ اٰیٰتٌۢ بَیِّنٰتٌ فِیۡ صُدُوۡرِ الَّذِیۡنَ اُوۡتُوا الۡعِلۡمَ ؕ وَ مَا یَجۡحَدُ

اهي روشن آيتون آهن علم وارن جي سينن ۾ [123] ۽ اسان جي آيتن جو انڪار

بِاٰیٰتِنَاۤ اِلَّا الظّٰلِمُوۡنَ ﴿۴۹﴾ وَ قَالُوۡا لَوۡ لَاۤ اُنۡزِلَ عَلَیۡهِ اٰیٰتٌ مِّنۡ

نٿا ڪن مگر ظالم [124] ۽ چيائون [125] انهن تي ڪي نشانيون ڇو نه لٿيون سندن

رَّبِّهٖ ؕ قُلۡ اِنَّمَا الۡاٰیٰتُ عِنۡدَ اللّٰهِ ؕ وَ اِنَّمَاۤ اَنَا نَذِیۡرٌ مُّبِیۡنٌ ﴿۵۰﴾

رب جي طرف کان [126] تون فرماءِ نشانيون ته الله وٽ آهن [127] ۽ مان ته فقط کليو کلايو ڊيڄاريندڙ آهيان [128]



[109] يعني قرآن شريف جو ان جي تلاوت عبادت آهي ۽ هن ۾ ماڻهن جي لاءِ پنديءَ نصيحت به ۽ حڪمن ۽ ادبن ۽ سهڻن اخلاقن جي تعليم به.

[110] يعني شرعي ممنوعات کان. انهي ڪري جيڪو شخص نماز جو پابند ٿئي ٿو ۽ ان کي چڱي طرح ادا ڪري ٿو، نتيجو هي نڪري ٿو ته هڪ نه هڪ ڏينهن اهو برائين کي ڇڏي ڏي ٿو، جن ۾ مبتلا هو. حضرت انس رضي الله تعالیٰ عنه کان روايت ٿيل آهي ته هڪ انصاري جوان ٻاجهه پرڻي رحم و ڪرم جي درياءَ شافع امم حضور پُرنور محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم جن جي ذات اقدس سان گڏ نماز پڙهندو هو ۽ گهڻن ئي ڪبيرن گناهن جو به ارتڪاب ڪندو هو. محبوب شفيع المذنبين رحمة للعالمين حضرت سرور پيغمبر ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم جن کي ان جي شڪايت ڪئي وئي، پاڻ فرمايائون ان جي نماز ان کي ڪنهن نه ڪنهن ڏينهن انهن ڳالهين کان روڪيندي. اهڙي طرح تمام جلد ئي ان توبهه ڪئي ۽ ان جو حال تمام بهتر ٿي ويو. حضرت حسن رضي الله تعالیٰ عنه فرمايو جنهن جي نماز ڪيس بي حيائي ۽ منع ڪيل ڪمن کان نه روڪي سا نماز ئي نه آهي. [111] جو اهو افضل الطاعات آهي. ترمذي جي حديث ۾ آهي ته محبوب سيد الڪونين صلی الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم جن فرمايو ته ڇا مان توهان کي نه ٻڌايان اهو عمل جيڪو توهان جي عملن ۾ بهتر ۽ رب العزت جي حضور تمام پاڪ. نهايت بلند رتبي وارو ۽ توهان جي لاءِ سون ۽ چاندي ڏيڻ کان بهتر ۽ جهاد ۾ وڙهڻ ۽ شهيد ٿي وڃڻ کان بهتر آهي. صحابه ڪرام عرض ڪيو بيشڪ يا محبوب رسول الله صلی الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم! فرمايائون اهو الله تعالیٰ جو پاڪ ذڪر آهي. ترمذي جي هڪ ٻي حديث شريف آهي ته صحابه ڪرام محبوب سائين جن کان معلوم ڪيو ته قيامت جي ڏينهن الله تعالیٰ وٽ ڪهڙن ٻانهن جو درجو افضل آهي؟ فرمايائون ڪثرت سان ذڪر ڪرڻ وارن جو. صحابه ڪرام عرض ڪيو ۽ خدا جي واٽ ۾ جهاد ڪرڻ وارو؟ فرمايائون جيڪڏهن اهو پنهنجي تلوار سان ڪافرن ۽ مشرڪن کي ايستائين ماري جو تلوار ڀڄي پوي ۽ اهو رت سان ڀرجي وڃي، تڏهن به ذڪر ڪرڻ وارن جو درجو بلند آهي. حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما هن آيت جو تفسير هي فرمايو آهي ته الله تعالیٰ جو پنهنجن ٻانهن کي ياد ڪرڻ تمام وڏو آهي ۽ هڪ قول هن جي تفسير ۾ هي آهي ته الله تعالیٰ جو ذڪر وڏو آهي بي حيائي ۽ برين ڳالهين کان روڪڻ ۽ منع ڪرڻ ۾. [112] الله تعالیٰ جي طرف ان جي آيتن سان دعوت ڏيڻ ۽ حجتن کان آگاهه ڪري. [113] زيادتي ۾ حد کان لنگهي ويا ۽ دشمني اختيار ڪيائون، نصيحت نه مڃيائون، نرمي مان فائدو نه ورتائون، انهن سان سختي اختيار ڪريو ۽ هڪ قول موجب معنیٰ هي آهي ته جن ماڻهن حضور پُرنور محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم جن کي تڪليف ڏني يا جن الله تعالیٰ جي لاءِ پٽ ۽ شريڪ ٻڌايو، تن سان سختي ڪريو يا هي معنیٰ آهي ته ذمي جزيه ادا ڪرڻ وارن سان سهڻي طريقي سان جهيڙو ڪريو. مگر جن ظلم ڪيو ۽ ذمي کان نڪري ويا ۽ جزيي کي روڪيائون، انهن سان جهڳڙو تلوار سان آهي. مسئلو: هن آيت مان ڪافرن سان ديني ڪمن (امور) ۾ مناظرو ڪرڻ جو جواز ثابت ٿئي ٿو ۽ ايئن ئي علم ڪلام سکڻ جو جواز به. [114] ڪتابين کي جڏهن اهي توهان سان پنهنجن ڪتابن جو ڪو مضمون بيان ڪن. [115] حديث شريف ۾ آهي ته جڏهن ڪتابي توهان سان ڪو مضمون بيان ڪن ته پوءِ توهان نه انهن جي تصديق ڪريو، نه تڪذيب ڪريو، چئو ته اسان الله تعالیٰ تي ۽ ان جي ڪتابن تي ۽ ان جي رسولن تي ايمان آندو سي. پوءِ جيڪڏهن اهو مضمون انهن غلط بيان ڪيو آهي ته ان جي تصديق جي گناهه کان توهان بچيا رهندؤ ۽ جيڪڏهن صحيح هوندو ته توهان ان جي تڪذيب کان محفوظ رهندؤ. [116] قرآن پاڪ جيئن انهن طرف توريت وغيره نازل ڪيو هيوسي. [117] يعني جن کي توريت ڏنو سي، جيئن ته حضرت عبد الله بن سلام ۽ سندس ساٿي. فائدو: هيءَ سورة مڪي آهي ۽ حضرت عبد الله بن سلام ۽ سندن ساٿين مديني شريف ۾ ايمان آندو. الله تعالیٰ ان کان اڳ انهن جي خبر ڏني. هي غيبي خبرن مان آهي. (جمل). [118] يعني مڪي وارن مان. [119] جحد ڪفر ۾ نهايت سخت آهن. جحود انڪار کي چئبو آهي، جيڪو معرفت کان پوءِ هجي يعني ڄاڻي واڻي انڪار ڪرڻ ۽ واقعو به اهوئي هو ته يهودي خوب ڄاڻيندا هئا ته حضرت محمد صلی الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم جن الله تعالیٰ جا سچا نبي آهن جن جو حق آهي. اهو سڀ ڪجهه ڄاڻيندي انهن دشمني جي سبب انڪار ڪيو. [120] قرآن ڪريم جي نازل ٿيڻ. [121] يعني پاڻ لکندا پڙهندا هجن ها ته ڪتابي چون ها ته اسان جي ڪتابن ۾ نبي آخر الزمان جي صفت هيءَ مذڪور آهي ته اهي ماڻهو هوندا نه لکندا نه پڙهندا مگر انهن کي ان شڪ جو موقعو ئي نه مليو. [123] هُوَ ضمير جو مرجع قرآن آهي هن صورت ۾ معنیٰ هي آهي ته قرآن ڪريم روشن آيتون آهي، جيڪو عالمن ۽ حافظن جي سينن ۾ محفوظ آهي. روشن آيت هجڻ جي هي معنیٰ ته اهو ظاهر الاعجاز آهي ۽ اهي ٻه ڳالهيون قرآن ڪريم سان خاص آهن ۽ ٻيو ڪو ڪتاب اهڙو نه آهي، جيڪو معجزو هجي ۽ نه اهڙو جيڪو هر زماني ۾ سينن ۾ محفوظ رهيو هجي. حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما "هُوَ" ضمير جو مرجع حضور محبوب سيد الڪونين صلی الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم جن ...

اَوَلَمْ يَكْفِهِمْ اَنَّآ اَنْزَلْنَا عَلَيْكَ الْكِتٰبَ يُتْلٰى عَلَيْهِمْ ۭ اِنَّ فِيْ

۽ ڇا انهن کي اهو ڪافي نہ آهي تہ اسان توتي ڪتاب لاٿو، جيڪو انهن تي پڙهيو وڃي ٿو ١٢٩ بيشڪ

ذٰلِكَ لَرَحْمَةً وَّذِكْرٰى لِقَوْمٍ يُّؤْمِنُوْنَ ۝٥١ قُلْ كَفٰى بِاللّٰهِ

ان ۾ رحمت ۽ نصيحت آهي ايمان وارن جي واسطي. تون فرماءِ. الله ئي ڪافي

بَيْنِيْ وَبَيْنَكُمْ شَهِيْدًا ۚ يَعْلَمُ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۭ

شاهد آهي، منهنجي ۽ توهان جي وچ ۾ ١٣٠ ڄاڻي ٿو جو ڪجهہ آسمان ۾ ۽ زمين ۾ آهي

وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا بِالْبَاطِلِ وَكَفَرُوْا بِاللّٰهِ ۙ اُولٰۗىِٕكَ هُمُ الْخٰسِرُوْنَ ۝٥٢

۽ اهي، جن باطل تي يقين ڪيو ۽ الله جا منڪر ٿيا، سي ئي گهاٽي ۾ آهن.

وَيَسْتَعْجِلُوْنَكَ بِالْعَذَابِ ۭ وَلَوْلَآ اَجَلٌ مُّسَمًّى لَّجَاۗءَهُمُ

۽ توکان عذاب جي جلدي ڪن ٿا ١٣١ ۽ جيڪڏهن هڪ مقرر مُدو نہ هجي ها ١٣٢ تہ ضرور انهن تي عذاب اچي وڃي ها

الْعَذَابُ ۭ وَلَيَاْتِيَنَّهُمْ بَغْتَةً وَّهُمْ لَا يَشْعُرُوْنَ ۝٥٣ يَسْتَعْجِلُوْنَكَ

١٣٣ ۽ ضرور انهن تي اوچتو ايندو وڃڏهن اهي بي خبر هوندا. توکان عذاب جي جلدي ڪن ٿا

بِالْعَذَابِ ۭ وَاِنَّ جَهَنَّمَ لَمُحِيْطَةٌ ۢ بِالْكٰفِرِيْنَ ۝٥٤ يَوْمَ يَغْشٰىهُمُ

۽ بيشڪ جهنم گهيري بيٺو آهي ڪافرن کي. ١٣٤ جنهن ڏينهن انهن کي ڍڪيندو

الْعَذَابُ مِنْ فَوْقِهِمْ وَمِنْ تَحْتِ اَرْجُلِهِمْ وَيَقُوْلُ ذُوْقُوْا

عذاب انهن جي مٿان کان ۽ انهن جي پيرن جي هيٺان کان ۽ فرمائيندو چکو پنهنجي ڪرتوتن

مَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ۝٥٥ يٰعِبَادِيَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اِنَّ اَرْضِيْ

جو مزو. ١٣٥ اي منهنجا ٻانهؤ! جن ايمان آندو بيشڪ منهنجي زمين ڪشادي آهي

وَاسِعَةٌ فَاِيَّايَ فَاعْبُدُوْنِ ۝٥٦ كُلُّ نَفْسٍ ذَاۗىِٕقَةُ الْمَوْتِ ۣ

پوءِ منهنجي ئي بندگي ڪريو. ١٣٦ هر ساهہ کي موت جو مزو چکڻو آهي ١٣٧

ثُمَّ اِلَيْنَا تُرْجَعُوْنَ ۝٥٧ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ

پوءِ اسان جي طرف موٽايا ويندؤ. ١٣٨ ۽ بيشڪ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون

لَنُبَوِّئَنَّهُمْ مِّنَ الْجَنَّةِ غُرَفًا تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ

تن کي ضرور اسان بهشت جي ماڙين ۾ جاءِ ڏينداسون، جن جي هيٺان نهرون وهنديون

---

چٽين آيتن جا صاحب آهن. جيڪي اهل ڪتاب جي عالمن جي سينن ۾ محفوظ آهن، ڇو تہ اهي پنهنجن ڪتابن ۾ پاڻ سڳورن جي نعت ۽ صفت لهن ٿا. (خازن). ١٢٤ يعني يهودي سرڪش، جو معجزن جي ظهور کان پوءِ ڄاڻي واڻي عنادًا انڪاري ٿين ٿا. ١٢٥ مڪي جا ڪافر.

ع ٥ — ٧ — ١

١٢٦ مثلاً حضرت صالح جي ڏاچي، حضرت موسيٰ جي عصا ۽ حضرت عيسيٰ جو خوان وغيرهم عليهم السلام. ١٢٧ حڪمت جي مطابق جيڪو گهري ٿو، نازل فرمائي ٿو. ١٢٨ نافرماني ڪرڻ وارن کي عذاب کان ڊيڄاريان، انهي جو مڪلف آهيان. هن کان پوءِ الله تعاليٰ مڪي جي ڪافرن جي ان قول جو جواب ارشاد فرمائي ٿو.

١٢٩ معنيٰ هي آهي تہ قرآن ڪريم معجزو آهي اڳين نبين سڳورن جي معجزن کان اتم ۽ اڪمل ۽ سڀني نشانين کان حق جي طالب کي بي نياز ڪرڻ وارو، ڇو تہ جيستائين [illegible] ختم نہ ٿيندو.

١٣٠ منهنجي رسالت جي صدق ۽ توهان جي تڪذيب جو معجزن سان منهنجي تائيد فرمائي ڪري.

١٣١ هي آيت نضر بن حارث جي حق ۾ نازل ٿي. جنهن محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه واٰله وسلم جن کي چيو هو تہ اسان جي مٿان آسمان مان پٿرن جي برسات وسرايو.

١٣٢ جيڪا الله تعاليٰ مقرر ڪئي آهي ۽ ان مدت تائين عذاب جو مؤخر فرمائڻ حڪمت جي تقاضا آهي.

١٣٣ ۽ دير نہ ٿئي ها.

١٣٤ ان ۾ انهن جو ڪو بہ نہ بچندو.

١٣٥ يعني پنهنجن عملن جي جزا.

١٣٦ جنهن زمين ۾ سهوليت سان عبادت ڪري سگهو. معنيٰ هي آهي تہ جڏهن مؤمن کي ڪنهن سرزمين ۾ پنهنجي دين تي قائم رهڻ ۽ عبادت ڪرڻ ڏکيو ٿئي تہ ان کي گهرجي تہ اهو اهڙي سرزمين جي طرف هجرت ڪري، جتي آساني سان عبادت ڪري سگهي ۽ دين جي پابندي ۾ ڏکيائون ۽ مشڪلاتون سامهون نہ ٿين. شانِ نزول: هي آيت مڪي جي ضعيف مسلمانن جي حق ۾ نازل ٿي جن کي اتي رهي ڪري اسلام جي اظهار ۾ خطرا ۽ تڪليفون هيون ۽ نهايت سختي ۾ هئا. انهن کي حڪم ڏنو ويو تہ منهنجي بندگي تہ ضروري آهي، اتي رهي نہ ڪري سگهو تہ مديني شريف ڏانهن هجرت ڪري وڃو، اهو ڪشادو آهي، اتي امن آهي. ١٣٧ ۽ هن فاني جهان کي ڇڏڻو ئي آهي. ١٣٨ ثواب، عذاب ۽ عملن جي جزا جي لاءِ تنهن ڪري لازم آهي تہ اسان جي دين تي قائم رهو ۽ پنهنجي دين جي حفاظت ۽ نگهباني جي لاءِ هجرت ڪريو.

خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ۭ نِعْمَ اَجْرُ الْعٰمِلِيْنَ ۝ۖ۵۸ الَّذِيْنَ صَبَرُوْا وَعَلٰي

هميشه ان ۾ رهندا ڪهڙو نه سٺو آهي ڪم وارن جو اجر و۱۳۹ اهي جن صبر ڪيو ف۱۴۰ ۽ پنهنجي

رَبِّهِمْ يَتَوَكَّلُوْنَ ۝۵۹ وَكَاَيِّنْ مِّنْ دَاۗبَّةٍ لَّا تَحْمِلُ رِزْقَهَا ڰ

رب تي ئي ڀروسو ڪندا آهن. و۱۴۱ ۽ زمين تي ڪيترائي گهمندڙ آهن جيڪي پنهنجي روزي پاڻ سان نه ٿا رکن و۱۴۲

اَللّٰهُ يَرْزُقُهَا وَاِيَّاكُمْ ڮ وَهُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ ۝۶۰ وَلَىِٕنْ سَاَلْتَهُمْ

الله ئي روزي ڏي ٿو انهن کي ۽ توهان کي و۱۴۳ ۽ اهو ئي ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي و۱۴۴ ۽ جيڪڏهن تون انهن کان پڇين

مَّنْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ وَسَخَّرَ الشَّمْسَ وَالْقَمَرَ

ته ڪنهن ٺاهيا آسمان ۽ زمين ۽ ڪم ۾ لڳايائين سج ۽ چنڊ نه

لَيَقُوْلُنَّ اللّٰهُ ۚ فَاَنّٰى يُؤْفَكُوْنَ ۝۶۱ اَللّٰهُ يَبْسُطُ الرِّزْقَ لِمَنْ

ضرور چوندا الله پوءِ اهي ڪاڏي اونڌي مُنهن وڃن ٿا. و۱۴۶ الله رزق ڪشادو ڪري ٿو پنهنجي ٻانهن مان جنهن

يَّشَاۗءُ مِنْ عِبَادِهٖ وَيَقْدِرُ لَهٗ ۭ اِنَّ اللّٰهَ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمٌ ۝۶۲

جي لاءِ گهري ۽ تنگي فرمائي ٿو جنهن لاءِ گهري، بيشڪ الله سڀ ڪجهه ڄاڻي ٿو.

وَلَىِٕنْ سَاَلْتَهُمْ مَّنْ نَّزَّلَ مِنَ السَّمَاۗءِ مَاۗءً فَاَحْيَا بِهِ الْاَرْضَ

۽ جيڪڏهن تون انهن کان پڇين ته آسمان کان پاڻي ڪنهن لاٿو پوءِ ان جي ذريعي زمين جيئري

مِنْۢ بَعْدِ مَوْتِهَا لَيَقُوْلُنَّ اللّٰهُ ۭ قُلِ الْحَمْدُ لِلّٰهِ ۭ بَلْ اَكْثَرُهُمْ

ڪيائين ان جي مرڻ (غيرآباد) بعد ته ضرور چوندا الله و۱۴۷ تون فرماءِ سڀ ساراهون خوبيون الله جي لاءِ

لَا يَعْقِلُوْنَ ۝۶۳ وَمَا هٰذِهِ الْحَيٰوةُ الدُّنْيَآ اِلَّا لَهْوٌ وَّلَعِبٌ ۭ وَ

بلڪ انهن مان گهڻا بي عقل آهن. و۱۴۸ ۽ هيءَ دنيا جي زندگي ته نه آهي مگر راند روند و۱۴۹ ۽

اِنَّ الدَّارَ الْاٰخِرَةَ لَهِىَ الْحَيَوَانُ ۘ لَوْ كَانُوْا يَعْلَمُوْنَ ۝۶۴ فَاِذَا

بيشڪ آخرت جو گهر ئي سچي زندگي آهي ف۱۵۰ ڪهڙو نه چڱو هو جيڪڏهن ڄاڻن ها. و۱۵۱ پوءِ جڏهن

رَكِبُوْا فِي الْفُلْكِ دَعَوُا اللّٰهَ مُخْلِصِيْنَ لَهُ الدِّيْنَ ڬ فَلَمَّا نَجّٰىهُمْ

ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿيندا آهن و۱۵۲ الله کي پڪاريندا آهن فقط انهيءَ هڪ تي عقيدو رکي و۱۵۳ پوءِ جڏهن اهو انهن کي خُشڪي

اِلَى الْبَرِّ اِذَا هُمْ يُشْرِكُوْنَ ۝ۙ۶۵ لِيَكْفُرُوْا بِمَآ اٰتَيْنٰهُمْ ڔ وَلِيَتَمَتَّعُوْا وقفة

جي طرف بچائي آڻي ٿو و۱۵۴ ته اُهي شرڪ ڪرڻ لڳندا آهن. و۱۵۵ جيئن اسان جي ڏنل نعمت جي ناشڪري ڪن و۱۵۶ ۽ ٻيلي نفعو وٺي بيهن و۱۵۷



و۱۳۹ جن الله تعالیٰ جي اطاعت بجا آندي.

ف۱۴۰ سختين تي ۽ ڪنهن سختيءَ ۾ پنهنجي دين کي نه ڇڏيائون. مشرڪن جا ايذاء سهي هجرت اختيار ڪري دين جي خاطر وطن کي ڇڏڻ پسند ڪيائون.

و۱۴۱ سيني ڪمن ۾.

و۱۴۲ شان نزول:۔ مڪي مڪرمه ۾ مؤمنن کي مُشرڪ رات ڏينهن قسم قسم جا ايذاءَ ڏيندا رهندا هُئا. محبوب سيّد الڪونين صلى الله عليه وسلم جن انهن کي مديني طيبه ڏانهن هجرت ڪرڻ لاءِ فرمايو ته انهن مان ڪن چيو ته اسان مديني شريف ڏانهن ڪيئن هليا وڃون، نه اُتي اسان جو گهر، نه مال، ڪير اسان کي کارائيندو ۽ پياريندو. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ فرمايو ويو ته گهڻا جاندار اهڙا آهن جيڪي پنهنجي روزي ساڻ نه ٿا رکن. ان جي انهن کي قوت نه آهي ۽ نه اهي ايندڙ ڏينهن جي لاءِ ڪو ذخيرو گڏ ڪري رکن ٿا. جهڙي طرح چوپايا ۽ پکي آهن.

و۱۴۳ پوءِ جتي هوندؤ اهو ئي روزي ڏيندو ۽ پوءِ اهو ڇا پڇڻ، ته اسان کي ڪير کارائيندو ۽ ڪير پياريندو ساري مخلوق جو الله تعالیٰ رازق آهي، ضعيف ۽ قوي مقيم ۽ مسافر سيني کي اهو روزي ڏي ٿو.

و۱۴۴ توهان جي قولن ۽ توهان جي دلين جي ڳالهين کي. حديث شريف ۾ آهي ته حضور پُرنور محبوب سرورِ ڪونين صلى الله تعالیٰ عليه وسلم جن فرمايو ته جيڪڏهن توهان الله تعالیٰ تي توڪل ڪريو جيئن جڳائي. پوءِ اهو توهان کي اهڙي روزي ڏي، جهڙي پکين کي ڏي ٿو، جو صبح جو بکيا خالي پيٽ اٿن ٿا شام جو ڍاپجي واپس ٿين ٿا (ترمذي).

و۱۴۵ يعني مڪي جي ڪافرن کان.

و۱۴۶ ۽ ان اقرار جي باوجود ڪهڙي طرح الله تعالیٰ جي توحيد کان منحرف ٿين ٿا.

و۱۴۷ ان جا اقراري آهن.

و۱۴۸ جو ان اقرار جي باوجود توحيد جا منڪر آهن.

و۱۴۹ ته جهڙي طرح ٻار گهڙي کن کيڏن ٿا، راند ۾ دل لڳائن ٿا، پوءِ انهيءَ سموري کي ڇڏي هليا وڃن ٿا. اهو ئي حال دُنيا جو آهي، نهايت سريع الزوال آهي ۽ موت اتان ائين ئي جُدا ڪري ڇڏي ٿو، جيئن راند وارا ٻار ڀڄي وڃن ٿا.

ف۱۵۰ جو اها زندگي پائدار آهي، دائمي آهي، ان ۾ موت نه آهي، زندگي چورائڻ جي لائق اها ئي آهي.

و۱۵۱ دنيا ۽ آخرت جي حقيقت ته پوءِ فاني دنيا کي آخرت جي هميشگيءَ واري زندگي تي ترجيح نه ڏين ها. و۱۵۲ ۽ ٻڏڻ جو انديشو ٿئي ٿو ته پوءِ پنهنجي شرڪ ۽ عناد جي باوجود بتن کي نه ٿا سڏن، بلڪ. و۱۵۳ ته ان مصيبت کان ڇوٽڪارو اهو ئي ڏيندو. و۱۵۴ ۽ ٻڏڻ جو انديشو ۽ پريشاني ويندي رهي ٿي ۽ اطمينان حاصل ٿئي ٿو. و۱۵۵ جاهليت جي زماني ۾ ماڻهو بحري سفر ڪرڻ وقت بُتن کي ساڻ کڻي ويندا هُئا. جيڪڏهن هوا مخالف هلندي ۽ ٻيڙي خطري ۾ ايندي هئي ته بُتن کي درياءَ ۾ ڪڍي اڇلائيندا هُئا ۽ يارب يارب پڪارڻ لڳندا هُئا ۽ امن لهڻ کان پوءِ وري انهيءَ ساڳئي شرڪ جي طرف موٽي ويندا هُئا. و۱۵۶ يعني ان مصيبت کان ڇوٽڪاري جي. و۱۵۷ ۽ ان مان فائدو حاصل ڪن مؤمن مخلص پاڻ جي خلاف جو اهي الله تعالیٰ جي نعمتن جا اخلاص سان شڪرگذار رهن ٿا ۽ جڏهن اهڙي صورت پيش اچي ٿي ۽ الله تعالیٰ ان کان ڇوٽڪارو ڏئي ٿو ته پوءِ اُن جي اطاعت ۾ اڃا وڌيڪ سرگرم ٿي وڃن ٿا، مگر ڪافرن جو حال بالڪل ان جي برخلاف آهي.

فَسَوْفَ يَعْلَمُوْنَ ﴿٦٦﴾ اَوَلَمْ يَرَوْا اَنَّا جَعَلْنَا حَرَمًا اٰمِنًا وَّ يُتَخَطَّفُ

پوءِ اجهو پتو پوين ٿو. ف١٥٨ ۽ ڇا انهن نه ڏٺو ف١٥٩ ته اسان ف١٦٠ حرمت واري زمين کي امن وارو بڻايو ۽ ف١٦١ ان جي آس پاس

النَّاسُ مِنْ حَوْلِهِمْ ؕ اَفَبِالْبَاطِلِ يُؤْمِنُوْنَ وَ بِنِعْمَةِ اللّٰهِ

وارا ماڻهو جهٽجي (ڦرجي) ويندا آهن ف١٦٢ ڇا پوءِ باطل تي يقين رکن ٿا ف١٦٣ ۽ الله جي ڏنل نعمت جي ف١٦٤

يَكْفُرُوْنَ ﴿٦٧﴾ وَمَنْ اَظْلَمُ مِمَّنِ افْتَرٰى عَلَى اللّٰهِ كَذِبًا اَوْ

ناشڪري ڪن ٿا. ۽ ان کان وڌيڪ ٻيو ظالم ڪير ٿيندو، جيڪو الله تي ڪوڙ گهڙي ف١٦٥ يا

كَذَّبَ بِالْحَقِّ لَمَّا جَآءَهٗ ؕ اَلَيْسَ فِىْ جَهَنَّمَ مَثْوًى

حق کي نڪرائي ف١٦٦ جڏهن اهو وٽس آيو ڇا ڪافرن جو ٺڪاڻو جهنم ۾ نه

لِّلْكٰفِرِيْنَ ﴿٦٨﴾ وَالَّذِيْنَ جَاهَدُوْا فِيْنَا لَنَهْدِيَنَّهُمْ سُبُلَنَا ؕ وَ

آهي. ف١٦٧ ۽ جن اسان جي راهه ۾ ڪوشش ڪئي اسان ضرور انهن کي پنهنجي راهه هلائيندا سين ف١٦٨

اِنَّ اللّٰهَ لَمَعَ الْمُحْسِنِيْنَ ﴿٦٩﴾

۽ بيشڪ الله نيڪن سان گڏ آهي ف١٦٩



سُوْرَةُ الرُّوْمِ ٣٠ مَكِّيَّةٌ ٨٤ — اٰيَاتُهَا ٦٠ — رُكُوْعَاتُهَا ٦

سورة روم مڪي آهي ۽ ان ۾ سٺ آيتون ۽ ڇهه رڪوع آهن

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١

الٓمّٓ ﴿١﴾ غُلِبَتِ الرُّوْمُ ﴿٢﴾ فِىْٓ اَدْنَى الْاَرْضِ وَهُمْ مِّنْۢ بَعْدِ

ف٢ رومي مغلوب ٿيا. ويجهي زمين ۾ ف٣ ۽ اهي پنهنجي شڪست بعد

غَلَبِهِمْ سَيَغْلِبُوْنَ ﴿٣﴾ فِىْ بِضْعِ سِنِيْنَ ؕ لِلّٰهِ الْاَمْرُ مِنْ قَبْلُ

عنقريب غالب ايندا. ف٤ چند سالن ۾ ف٥ حڪم الله جو ئي آهي اڳي

وَمِنْۢ بَعْدُ ؕ وَيَوْمَئِذٍ يَّفْرَحُ الْمُؤْمِنُوْنَ ﴿٤﴾ بِنَصْرِ اللّٰهِ ؕ يَنْصُرُ

۽ پوءِ ف٦ ۽ ان ڏينهن ايمان وارا خوش ٿيندا الله جي مدد سان ف٧ مدد فرمائي ٿو

مَنْ يَّشَآءُ ؕ وَهُوَ الْعَزِيْزُ الرَّحِيْمُ ﴿٥﴾ وَعْدَ اللّٰهِ ؕ لَا يُخْلِفُ اللّٰهُ

جنهن جي گهري ۽ اهو ئي آهي عزت وارو مهربان. الله جو واعدو ف٨ الله پنهنجي واعدي جي خلاف نه ڪندو آهي



ف١٥٨ نتيجو پنهنجي ڪردار جو. ف١٥٩ يعني مڪي وارن. ف١٦٠ انهن جي شهر مڪي مڪرم جي. ف١٦١ انهن جي لاءِ جيڪي اُن ۾ هُجن. ف١٦٢ قتل ڪيا وڃن ٿا ۽ گرفتار ڪيا وڃن ٿا. ف١٦٣ يعني بُتن تي. ف١٦٤ يعني محبوب سيّد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن کان ۽ اسلام کان ڪفر ڪري. ف١٦٥ ان جي لاءِ شريڪ ٺاهي. ف١٦٦ حضور پُرنُور سيد عالم محبوب مُحمّد مصطفىٰ احمد مجتبىٰ سرور ڪونين شفيع المذنبين صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي نبوت ۽ قرآن ڪريم کي نه مڃي. ف١٦٧ بيشڪ سڀني ڪافرن جي رهڻ جي جاءِ جهنم ئي آهي. ف١٦٨ حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته معنىٰ هي آهي ته جن اسان جي وات ۾ ڪوشش ڪئي، اسان انهن کي ثواب جو رستو ڏيندا سون. حضرت جنيد فرمايو جيڪي توبه ۾ ڪوشش ڪندا، تن کي اخلاص جو رستو ڏيندا سون. حضرت فضيل بن عياض فرمايو ته جيڪي علم جي طلب ۾ ڪوشش ڪندا، تن کي اسان عمل جي وات ڏيندا سون. حضرت سعد بن عبدالله فرمايو ته جيڪي سنت جي قائم ڪرڻ ۾ ڪوشش ڪندا، اسان انهن کي جنت جي وات ڏيکاريندا سون. ف١٦٩ انهن جي مدد ۽ نصرت فرمائي ٿو.

ع ٧ — ٦ — ٣

ف١ سُورة رُوم مڪي آهي، هن ۾ ڇهه رڪوع، سٺ آيتون، اٺ سؤ ارڙهن ڪلما ۽ ٽي هزار پنج سو چوٽيهه حرف آهن. ف٢ شان نزول:- فارس ۽ روم جي وچ ۾ جنگ هئي، فارس وارا جيئن ته مجوسي هئا ان ڪري عرب جا مشرڪ انهن جو غلبو پسند ڪندا هئا. جڏهن ته رومي ڪتابي هئا، سو مسلمانن کي وري انهن جو غلبو سٺو معلوم ٿيندو هو. فارس جي بادشاهه خسرو پرويز رومين تي لشڪر موڪليو ۽ روم جي قيصر به لشڪر موڪليو. اهي لشڪر سرزمين شام جي ويجهو ڪنهن جاءِ سامهون ٿيا. فارس وارا غالب ٿيا. اها خبر مسلمانن کي ڏکري لڳي. مڪي جا ڪافر ان کان خوش ٿي مسلمانن کي چوڻ لڳا ته توهان به ڪتابي ۽ نصراني به ڪتابي ۽ اسان به اُمي ۽ فارس وارا به اُمي. اسان جا يار فارس وارا توهان جي يارن رومين تي غالب ٿيا. اسان ۽ توهان ۾ اگر جنگ ٿي ته اسان به توهان تي غالب ايندا سون. اُن تي هي آيتون نازل ٿيون ۽ انهن کي خبر ڏني وئي ته چند سالن ۾ وري رومي فارس وارن تي غالب اچي ويندا. اهي آيتون ٻڌي حضرت ابوبڪر صديق رضى الله تعالىٰ عنه مڪي جي ڪافرن وٽ وڃي اعلان ڪري ڇڏيو ته خدا جو قسم! رومي فارس وارن تي ضرور غلبو لهندا. اي مڪي وارؤ! توهان هن وقت جي جنگ جي نتيجي کان خوش نه ٿيو. اسان کي اسان جي محبوب حضرت پيغمبر ڪريم صلى الله عليه والٖه وسلم جن خبر ڏني آهي. اُبي بن خلف ڪافر سندس سامهون بيهي رهيو ۽ ابوبڪر صديق رضى الله تعالىٰ عنه ۽ ان جي وچ ۾ سؤ سؤ اٺن جي شرط طي ٿي وئي. جيڪڏهن نون سالن ۾ فارس وارا غالب اچي وڃن ته حضرت ابوبڪر صديق رضى الله تعالىٰ عنه اُبي کي سؤ اُٺ ڏيندو ۽ جيڪڏهن رومي غالب اچي وڃن ته اُبي حضرت صديق اڪبر رضى الله تعالىٰ عنه کي سؤ اُٺ ڏيندو. ان وقت تائين جُوا کيڏڻ جي حُرمت نازل نه ٿي هئي. مسئلو:- ۽ حضرت ابوحنيفه ۽ امام محمّد رحمة الله تعالىٰ عليهما وٽ حربي ڪافرن سان عقود فاسده وياج وغيره جائز آهن ۽ هي ئي واقعو انهن جو دليل آهي. قصو مختصر ستن سالن کان پوءِ ان خبر جو صدق ظاهر ٿيو ۽ جنگِ حديبيه يا بدر جي ڏينهن رومي فارس وارن تي غالب آيا ۽ رومين مدائن ۾ پنهنجا گهوڙا ٻڌا ۽ عراق ۾ روميه نالي هڪ شهر جو بنياد رکيائون ۽ حضرت ابوبڪر صديق رضى الله تعالىٰ عنه شرط جا اُٺ اُبي جي اولاد کان وصول ڪيا، ڇو ته اهو اُن وچ ۾ مري چڪو هو. محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه والٖه وسلم جن حضرت صديق اڪبر رضى الله تعالىٰ عنه کي حڪم فرمايو ته شرط جي مال کي صدقو ڪري. هيءَ غيبي خبر حضور پُرنُور محبوب سيد عالم صلى الله عليه والٖه وسلم جن جي نبوت جي صحت ۽ قرآن ڪريم جي ڪلامِ الاهي هجڻ جو روشن دليل آهي. (خازن ۽ مدارڪ). ف٣ يعني شام جي ان سرزمين ۾ جيڪا فارس جي تمام ويجهو آهي. ف٤ فارس وارن تي. ف٥ جن جي حد نو سال آهي. ف٦ يعني رومين جي غلبي کان اڳ به ۽ ان کان پوءِ به. مُراد هيءَ آهي ته پهريائين فارس وارن جو غلبو ٿيڻ ۽ پوءِ روم وارن جو اهو سڀ الله تعالىٰ جي امر ۽ ارادي ۽ ان جي قضاءِ قدر سان آهي. ف٧ جو اُن ڪتابين کي غير ڪتابين تي غلبو ته نو ۽ انهيءَ ڏينهن بدر ۾ مسلمانن کي مُشرڪن تي ۽ مسلمانن جو صدق ۽ محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه والٖه وسلم جن ۽ قرآن ڪريم جي خبر جي تصديق ظاهر فرمايائين. ف٨ جيڪو ان فرمايو هو ته رومي چند سالن ۾ وري غالب ٿيندا.

وَعۡدَهٗ وَلٰكِنَّ اَكۡثَرَ النَّاسِ لَا يَعۡلَمُوۡنَ ﴿۶﴾ يَعۡلَمُوۡنَ ظَاهِرًا مِّنَ
پر گھڻا ماڻھو نہ ٿا ڄاڻن. ف۹ (فقط) ڄاڻن ٿا اکين جي آڏو واري
الۡحَيٰوةِ الدُّنۡيَا ۚۖ وَهُمۡ عَنِ الۡاٰخِرَةِ هُمۡ غٰفِلُوۡنَ ﴿۷﴾ اَوَلَمۡ يَتَفَكَّرُوۡا
دنيوي زندگي ف۱۰ ۽ اهي آخرت کان پوري طرح بي خبر آهن. ڇا انهن
فِيۡۤ اَنۡفُسِهِمۡ ۟ مَا خَلَقَ اللّٰهُ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضَ وَمَا بَيۡنَهُمَاۤ
پنهنجي دل ۾ نہ سوچيو تہ الله پيدا نہ ڪيو آسمانن ۽ زمين ۽ جو ڪجھ
اِلَّا بِالۡحَقِّ وَاَجَلٍ مُّسَمًّى ؕ وَاِنَّ كَثِيۡرًا مِّنَ النَّاسِ
انهن جي وچ ۾ آهي مگر حق ف۱۱ سان ۽ مقرر وقت لاءِ ف۱۲ ۽ بيشڪ گھڻا ماڻھو
بِلِقَآئِ رَبِّهِمۡ لَـكٰفِرُوۡنَ ﴿۸﴾ اَوَلَمۡ يَسِيۡرُوۡا فِى الۡاَرۡضِ فَيَنۡظُرُوۡا
پنهنجي رب سان ملڻ کان انڪار ڪن ٿا. ف۱۳ ۽ ڇا انهن زمين ۾ سفر نہ ڪيو جو ڏسن ها
كَيۡفَ كَانَ عَاقِبَةُ الَّذِيۡنَ مِنۡ قَبۡلِهِمۡ ؕ كَانُوۡۤا اَشَدَّ مِنۡهُمۡ قُوَّةً
تہ انهن جي اڳين جو ڪهڙو انجام ٿيو ف۱۴ جڏهن تہ اهي انهن کان وڌيڪ
وَّاَثَارُوا الۡاَرۡضَ وَعَمَرُوۡهَاۤ اَكۡثَرَ مِمَّا عَمَرُوۡهَا وَجَآءَتۡهُمۡ
سگھ وارا هئا ۽ زمين کيڙيائون ۽ آباد ڪيائون انهن ف۱۵ جي آبادي کان وڌيڪ
رُسُلُهُمۡ بِالۡبَيِّنٰتِ ؕ فَمَا كَانَ اللّٰهُ لِيَـظۡلِمَهُمۡ وَلٰـكِنۡ كَانُوۡۤا
۽ انهن جي رسولن وٽن روشن نشانيون آنديون ف۱۶ [illegible] الله جو شان نہ هو جو انهن تي ظلم ڪري ها ف۱۷
اَنۡفُسَهُمۡ يَظۡلِمُوۡنَ ؕ﴿۹﴾ ثُمَّ كَانَ عَاقِبَةَ الَّذِيۡنَ اَسَآءُوا السُّوۡۤاٰى
ماڻهو اهي پاڻ تي پاڻ ظلم ڪندا هئا. ف۱۸ پوءِ جن حد کان وڌيڪ برائي ڪئي تن جو انجام هي ٿيو
اَنۡ كَذَّبُوۡا بِاٰيٰتِ اللّٰهِ وَكَانُوۡا بِهَا يَسۡتَهۡزِءُوۡنَ ﴿۱۰﴾ اَللّٰهُ يَبۡدَؤُا الۡخَـلۡقَ
جو الله جون آيتون نڪارڻ لڳا ۽ انهن بابت مسخري ٿي ڪيائون . الله پهريائين
ثُمَّ يُعِيۡدُهٗ ثُمَّ اِلَيۡهِ تُرۡجَعُوۡنَ ﴿۱۱﴾ وَيَوۡمَ تَقُوۡمُ السَّاعَةُ يُبۡلِسُ
ناهي ٿو وري پيهر پيدا ڪندو ف۱۹ وري انهيءَ ڏانهن موٽايا ويندؤ. ف۲۰ ۽ جنهن ڏينهن قيامت قائم ٿيندي
الۡمُجۡرِمُوۡنَ ﴿۱۲﴾ وَلَمۡ يَكُنۡ لَّهُمۡ مِّنۡ شُرَكَآئِهِمۡ شُفَعٰٓؤُا وَكَانُوۡا
مجرمن جي آس ٽٽي ويندي. ف۲۱ ۽ انهن جا ناهيل شريڪ ف۲۲ سندن سفارشي نہ ٿيندا ۽ اهي پنهنجن شريڪن

ع ۱۰/۴

ف۹ يعني بي علم آهن.

ف۱۰ واپار، زراعت، تعمير وغيره دنيوي ڌنڌا، هن ۾ اشارو آهي تہ دنيا جي بحقيقت نہ ٿا ڄاڻن. ان جو فقط ظاهر ڄاڻن ٿا.

ف۱۱ يعني آسمانن ۽ جو ڪجھ انهن جي وچ ۾ آهي الله تعالیٰ انهن کي بيڪار ۽ باطل نہ ناهيو. انهن جي پيدائش ۾ گھڻيون حڪمتون آهن.

ف۱۲ يعني هميشه جي لاءِ نہ ناهيائين، بلڪ هڪ مدت مقرر ڪئي اٿس جڏهن اها مدت پوري ٿي ويندي تہ اهي فنا ٿي ويندا ۽ اها مدت قيامت قائم ٿيڻ جو وقت آهي.

ف۱۳ يعني موت کان پوءِ وري زنده ٿيڻ تي ايمان نہ ٿا رکن.

ف۱۴ جو رسولن جي تڪذيب جي باعث هلاڪ ڪيا ويا، انهن جا قتل گاهون ۽ انهن جي برباديءَ جا نشان ڏسي [illegible] موجب آهن.

ف۱۵ مڪي وارن.

ف۱۶ تہ انهن مان ڪي ايمان نہ آندو، پوءِ الله تعالیٰ انهن کي هلاڪ ڪيو.

ف۱۷ انهن جا حق گھٽ ڪري انهن کي ڏوهن کان سواءِ هلاڪ ڪري.

ف۱۸ رسولن جي تڪذيب ڪري پنهنجو پاڻ کي عذاب جا حقدار بڻائي.

ف۱۹ يعني موت کان پوءِ زنده ڪري.

ف۲۰ پوءِ عملن جي جزا ڏيندو.

ف۲۱ ۽ ڪنهن ڀلائي ۽ نفعي جي اميد باقي نہ رهندي. ڪن مفسرن هي معنیٰ بيان ڪئي آهي تہ انهن جو ڪلام منقطع ٿي ويندو ۽ اهي ماٺ ٿي ويندا ڇو تہ انهن وٽ پيش ڪرڻ جي قابل ڪا حجت نہ هوندي. ڪن مفسرن هي معنیٰ بيان ڪئي آهي تہ اهي خوار ٿيندا.

ف۲۲ يعني بت، جن کي اهي پوڄيندا هئا.

بِشُرَكَآئِهِمْ كٰفِرِيْنَ ﴿١٣﴾ وَيَوْمَ تَقُوْمُ السَّاعَةُ يَوْمَئِذٍ يَّتَفَرَّقُوْنَ ﴿١٤﴾

کان انڪاري ٿي ويندا. ۽ جنهن ڏينهن قيامت قائم ٿيندي، انهيءَ ڏينهن جُدا جُدا ٿي ويندا. ف٢٣

فَاَمَّا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ فَهُمْ فِيْ رَوْضَةٍ يُّحْبَرُوْنَ ﴿١٥﴾

پوءِ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون باغ جي بيٺڪ ۾ انهن جي خاطرداري ٿيندي. ف٢٤

وَاَمَّا الَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَكَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا وَلِقَآئِ الْاٰخِرَةِ فَاُولٰٓئِكَ فِي

۽ جيڪي ڪافر ٿيا ۽ اسان جي آيتن ۽ آخرت جي ملڻ کي ڪوڙ ڀانيائون ف٢٥ سي عذاب ۾

الْعَذَابِ مُحْضَرُوْنَ ﴿١٦﴾ فَسُبْحٰنَ اللّٰهِ حِيْنَ تُمْسُوْنَ وَحِيْنَ

آڻي حاضر ڪيا ويندا. ف٢٦ پوءِ الله جي پاڪائي بيان ڪريو ف٢٧ جڏهن شام ڪيو ف٢٨ ۽ صبح جي وقت ف٢٩

تُصْبِحُوْنَ ﴿١٧﴾ وَلَهُ الْحَمْدُ فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَعَشِيًّا وَّحِيْنَ

۽ انهيءَ جي تعريف آهي آسمانن ۽ زمين ۾ ف٣٠ ۽ ڏينهن کي جو باقي هجي ف٣١ ۽ ٻن پهرن جي وقت. ف٣٢

تُظْهِرُوْنَ ﴿١٨﴾ يُخْرِجُ الْحَيَّ مِنَ الْمَيِّتِ وَيُخْرِجُ الْمَيِّتَ مِنَ الْحَيِّ وَيُحْيِ

اهو زنده کي ڪڍي ٿو مئل منجهان ف٣٣ ۽ مئل کي ڪڍي ٿو جيئري مان ف٣٤ ۽ زمين کي جياري ٿو

الْاَرْضَ بَعْدَ مَوْتِهَا ؕ وَكَذٰلِكَ تُخْرَجُوْنَ ﴿١٩﴾ وَمِنْ اٰيٰتِهٖٓ اَنْ

ان جي مري وڃڻ بعد ف٣٥ ۽ اهڙيءَ طرح توهان کي ڪڍيو ويندو. ف٣٦ ۽ سندس نشانين مان آهي،

خَلَقَكُمْ مِّنْ تُرَابٍ ثُمَّ اِذَآ اَنْتُمْ بَشَرٌ تَنْتَشِرُوْنَ ﴿٢٠﴾ وَمِنْ اٰيٰتِهٖٓ اَنْ

توهان کي مٽيءَ مان پيدا ڪرڻ ف٣٧ پوءِ تڏهن توهان انسان آهيو دنيا ۾ ڪڙتيل. ۽ ان جي نشانين مان آهي

خَلَقَ لَكُمْ مِّنْ اَنْفُسِكُمْ اَزْوَاجًا لِّتَسْكُنُوْٓا اِلَيْهَا وَجَعَلَ بَيْنَكُمْ

جو توهان جي واسطي توهان جي ئي جنس مان جوڙا ٺاهيائين، جيئن انهن مان آرام لهو ۽ توهان جي درميان هڪ ٻئي

مَّوَدَّةً وَّرَحْمَةً ؕ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّقَوْمٍ يَّتَفَكَّرُوْنَ ﴿٢١﴾ وَمِنْ

۾ محبت ۽ رحمت پيدا ڪيائين ف٣٨ بيشڪ ان ۾ نشانيون آهن ڌيان ڏيندڙن جي واسطي. ۽ ان جي

اٰيٰتِهٖ خَلْقُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَاخْتِلَافُ اَلْسِنَتِكُمْ وَاَلْوَانِكُمْ ؕ

نشانين مان آهي آسمانن ۽ زمين جي پيدائش ۽ توهان جي ٻولين ۽ رنگن جو اختلاف ف٣٩

اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّلْعٰلِمِيْنَ ﴿٢٢﴾ وَمِنْ اٰيٰتِهٖ مَنَامُكُمْ بِالَّيْلِ

بيشڪ ان ۾ نشانيون آهن ڄاڻن وارن جي واسطي. ۽ ان جي نشانين مان رات ۽ ڏينهن ۾ توهان جو

ع ٩ / ٥

ف٢٣ مؤمن ۽ ڪافر وري ڪڏهن جمع نه ٿيندا.

ف٢٤ يعني جنت جي باغ ۾ انهن جو اڪرام ڪيو ويندو ۽ جنهن سان اهي خوش ٿيندا. هيءُ خاطرداري جنتي نعمتن سان ٿيندي. هڪ قول هي به آهي ته ان مان مُراد سماع آهي ته اُنهن کي خوشيءَ وارا نغما ٻُڌايا ويندا، جيڪي الله تعالى جي تسبيح تي مشتمل هوندا.

ف٢٥ بعث ۽ حشر جا منڪر ٿيا.

ف٢٦ نه ان عذاب ۾ هلڪائي ٿيندي، نه ان مان ڪڏهن نڪرن.

ف٢٧ پاڪائي بيان ڪرڻ مان يا ته الله تعالى جي تسبيح ۽ ثنا مراد آهي ۽ حديثن ۾ ان جون گهڻيون فضيلتون وارد آهن يا ان مان نماز مراد آهي. حضرت ابن عباس رضى الله تعالى عنهما کان معلوم ڪيو ويو ته ڇا پنج وقتي نمازن جو بيان قرآن پاڪ ۾ آهي؟ فرمايائين ها، ۽ هي آيتون تلاوت فرمايائين ۽ فرمايائين ته انهن ۾ پنجن نمازن ۽ انهن جي وقتن جو ذڪر آهي.

ف٢٨ هن ۾ مغرب ۽ عشا جون نمازون اچي ويون.

ف٢٩ اها فجر جي نماز ٿي.

ف٣٠ يعني آسمان ۽ زمين وارن تي ان جو حمد لازم آهي.

ف٣١ يعني تسبيح ڪريو، ڪجهه ڏينهن رهي، اها عصر جي نماز ٿي.

ف٣٢ اها ظهر جي نماز ٿي. حڪمت: نماز جي لاءِ اهي پنج وقت مقرر فرمايا ويا. ان ڪري ته افضل امر آهي، جيڪو مدام هجي ۽ انسان اها قدرت نه ٿو رکي جو پنهنجا سمورا وقت نماز ۾ صرف ڪري، ڇو ته ان سان گڏ کائڻ پيئڻ وغيره جون حاجتون ۽ ضرورتون آهن. پوءِ الله تعالى بانهي تي عبادت ۾ تخفيف فرمائي ۽ ڏينهن جي شروعات ۽ وچ ۽ پڇاڙي ۾ ۽ رات جي شروعات ۽ پڇاڙي ۾ نمازون مقرر ڪيون ته جيئن انهن وقتن ۾ نماز ۾ مشغول رهڻ دائمي عبادت جي حڪم ۾ ٿئي (مدارڪ ۽ خازن).

ف٣٣ جيئن پکيءَ کي آني مان ۽ انسان کي نطفي مان ۽ مؤمن کي ڪافر مان.

ف٣٤ جيئن آني کي پکيءَ مان، نطفي کي انسان مان ۽ ڪافر کي مؤمن مان.

ف٣٥ يعني خشڪ ٿي وڃڻ کان پوءِ مينهن وسائي ساوڪ ڪڍي ٿو.

ف٣٦ قبرن مان بعث ۽ حساب جي لاءِ.

ف٣٧ توهان جي جدِّ اعلى ۽ توهان جي اصل حضرت آدم عليه السلام کي ان مان پيدا ڪيائين.

ف٣٨ جو ڪنهن اڳين معرفت ۽ ڪنهن قرابت کان سواءِ هڪ ٻئي سان محبت ۽ همدردي آهي. ف٣٩ زبانن جو اختلاف هي آهي ته ڪو عربي ڳالهائي ٿو، ڪو عجمي ۽ ڪجهه رنگن جو اختلاف هي آهي ته ڪو گورو آهي، ڪو ڪارو آهي، ڪو ڪڻڪ رنگو ۽ اهو اختلاف نهايت عجيب آهي، ڇو ته سڀ هڪ اصل مان آهن ۽ سڀ حضرت آدم عليه الصلاة والسلام جي اولاد آهن.

وَالنَّهَارِ وَابْتِغَآؤُكُمْ مِّنْ فَضْلِهٖ ؕ اِنَّ فِیْ ذٰلِكَ لَاٰیٰتٍ لِّقَوْمٍ

سمهڻ ۴۰ ۽ ان جو فضل تلاش ڪرڻ ۴۱ بيشڪ ان ۾ نشانيون آهن ٻڌندڙن جي واسطي

یَّسْمَعُوْنَ ﴿۲۳﴾ وَمِنْ اٰیٰتِهٖ یُرِیْكُمُ الْبَرْقَ خَوْفًا وَّطَمَعًا وَّیُنَزِّلُ

۴۲ ۽ ان جي نشانين مان آهي جو توهان کي بجلي ڏيکاري ٿو خوف ۴۳ ۽ اميد ڏياريندڙ ۴۴ ۽ آسمان مان

مِنَ السَّمَآءِ مَآءً فَیُحْیٖ بِهِ الْاَرْضَ بَعْدَ مَوْتِهَا ؕ اِنَّ فِیْ ذٰلِكَ

پاڻي لاهي ٿو پوءِ ان سان زمين جياري ٿو ان جي مري وڃڻ کان پوءِ بيشڪ ان ۾ نشانيون آهن

لَاٰیٰتٍ لِّقَوْمٍ یَّعْقِلُوْنَ ﴿۲۴﴾ وَمِنْ اٰیٰتِهٖۤ اَنْ تَقُوْمَ السَّمَآءُ وَالْاَرْضُ

عقل وارن جي لاءِ ۴۵ ۽ ان جي نشانين مان آهي جو سندس حڪم سان آسمان ۽ زمين قائم

بِاَمْرِهٖ ؕ ثُمَّ اِذَا دَعَاكُمْ دَعْوَةً ۖۗ مِّنَ الْاَرْضِ ۖۗ اِذَاۤ اَنْتُمْ تَخْرُجُوْنَ ﴿۲۵﴾

آهن ۴۶ پوءِ جڏهن توهان کي زمين مان سڏڻ فرمائيندو ۴۷ تڏهن توهان نڪري پوندؤ ۴۸

وَلَهٗ مَنْ فِی السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ كُلٌّ لَّهٗ قٰنِتُوْنَ ﴿۲۶﴾ وَهُوَ

۽ انهيءَ جا آهن جيڪي به آسمانن ۽ زمين ۾ آهن سمورا اُن جي حڪم هيٺ آهن ۽ اهو ئي آهي جيڪو پهريائين

الَّذِیْ یَبْدَؤُا الْخَلْقَ ثُمَّ یُعِیْدُهٗ وَهُوَ اَهْوَنُ عَلَیْهِ ؕ وَلَهُ

پيدا ڪري ٿو پوءِ ان کي ٻيهر پيدا ڪندو ۴۹ ۽ اهو توهان جي سمجهه ۾ ان تي وڌيڪ آسان هجڻ گهرجي ۵۰ ۽ انهيءَ جي

الْمَثَلُ الْاَعْلٰی فِی السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۚ وَهُوَ الْعَزِیْزُ الْحَكِیْمُ ﴿۲۷﴾

واسطي آهي سڀ کان اعليٰ شان آسمانن ۽ زمين ۾ ۵۱ ۽ اهو ئي عزت ۽ حڪمت وارو آهي. توهان جي واسطي

ضَرَبَ لَكُمْ مَّثَلًا مِّنْ اَنْفُسِكُمْ ؕ هَلْ لَّكُمْ مِّنْ مَّا مَلَكَتْ اَیْمَانُكُمْ

۵۲ هڪ مثال بيان فرمائي ٿو توهان جي پنهنجي حال کان ۵۳ ڇا توهان جي واسطي توهان جي هٿ جي غلامن مان

مِّنْ شُرَكَآءَ فِیْ مَا رَزَقْنٰكُمْ فَاَنْتُمْ فِیْهِ سَوَآءٌ تَخَافُوْنَهُمْ

ڪي شريڪ آهن؟ ۵۴ ان رزق ۾ جيڪو اسان توهان کي ڏنو ۵۵ پوءِ توهان سمورا ان ۾ برابر هجو ۵۶ توهان انهن کان ڊڄو ۵۷

كَخِیْفَتِكُمْ اَنْفُسَكُمْ ؕ كَذٰلِكَ نُفَصِّلُ الْاٰیٰتِ لِقَوْمٍ یَّعْقِلُوْنَ ﴿۲۸﴾

جيئن پاڻ ۾ هڪ ٻئي کان ڊڄندا آهيو ۵۸ اهڙيءَ طرح اسان تفصيل سان نشانيون بيان فرمائيندا آهيون عقل وارن جي واسطي.

بَلِ اتَّبَعَ الَّذِیْنَ ظَلَمُوْۤا اَهْوَآءَهُمْ بِغَیْرِ عِلْمٍ ۚ فَمَنْ یَّهْدِیْ

بلڪ ظالم ۵۹ پنهنجي خواهشن جي پٺيان لڳي پيا بغير ڄاڻ جي ۶۰ پوءِ ان کي ڪير ٿو هدايت ڪري سگهي

ع ۳ ۸ ۶

۴۰ جنهن سان ٿڪاوٽ دور ٿئي ٿي ۽ راحت حاصل ٿئي ٿي.

۴۱ فضل تلاش ڪرڻ مان زندگي گذران ڪمائڻ مُراد آهي.

۴۲ جيڪي هوش جي ڪن سان ٻُڌن.

۴۳ ڪِرڻ ۽ نقصان پهچائڻ کان.

۴۴ برسات جي.

۴۵ جيڪي سوچين ۽ قدرت الاهي تي غور ڪن.

۴۶ حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما ۽ حضرت ابن مسعود رضی الله تعالیٰ عنه فرمايو آهي ته بنهي کي ٿنهن سهاري کان سواءِ قائم آهن.

۴۷ يعني توهان کي قبرن مان سڏيندو ۽ هن طرح ته حضرت اسرافيل عليه السلام قبرن وارن کي اٿارڻ جي لاءِ صور ڦوڪيندو ته اڳين ۽ پوين مان ڪو اهڙو نه هوندو جيڪو نه اٿي. اهڙيءَ طرح ان کان پوءِ ٻيو ارشاد فرمائي ٿو.

۴۸ يعني قبرن مان زنده ٿي ڪري.

۴۹ هلاڪ ٿيڻ کان پوءِ.

۵۰ ڇو ته انسانن جو تجربو ۽ انهن جي راءِ هي آهي ته شيءِ جو موٽائڻ اُن جي شروعات کان آسان ٿئي ٿو ۽ الله تعاليٰ جي لاءِ ڪجهه به دشوار نه آهي.

۵۱ جو ان جهڙو ڪو به نه آهي، اهو معبود برحق آهي، ان کان سواءِ ڪو معبود نه آهي.

۵۲ اي مُشرڪو!

۵۳ اها ڪهاوت هي آهي.

۵۴ يعني ڇا توهان جا غلام توهان جا شريڪ آهن.

۵۵ مال ۽ متاع وغيره.

۵۶ يعني آقا ۽ غلام کي ان مال ۽ متاع ۾ هڪجهڙو استحقاق هجي اهڙو جو.

۵۷ پنهنجي مال ۽ متاع ۾ انهن غلامن جي اجازت کان سواءِ تصرف ڪرڻ کان. ۵۸ مطلب هي آهي ته توهان ڪهڙي طرح به پنهنجن ٻانهن کي پنهنجو شريڪ بڻائڻ پسند نه ٿا ڪري سگهو. پوءِ ڪيترو ظلم آهي جو الله تعاليٰ جي ٻانهن کي ان جو شريڪ قرار ڏيو. اي مُشرڪو! توهان الله تعاليٰ کان سواءِ جن کي پنهنجو معبود قرار ڏيو ٿا سي ان جا ٻانها ۽ مملوڪ آهن. ۵۹ جن شرڪ ڪري پنهنجن جانين تي وڏو ظلم ڪيو آهي.

۶۰ جهالت سان.

مَنْ اَضَلَّ اللّٰهُ ؕ وَمَا لَهُمْ مِّنْ نّٰصِرِيْنَ ﴿۲۹﴾ فَاَقِمْ وَجْهَكَ لِلدِّيْنِ

جنهن کي خدا گمراهه ڪيو ؟ ۶۱ ۽ انهن جو ڪو به مددگار نه آهي. ۶۲ پوءِ پنهنجو منهن سڌو رک الله جي فرمانبرداري جي واسطي

حَنِيْفًا ؕ فِطْرَتَ اللّٰهِ الَّتِيْ فَطَرَ النَّاسَ عَلَيْهَا ؕ لَا تَبْدِيْلَ لِخَلْقِ

اڪيلو فقط انهيءَ جو ٿي ڪري ۶۳ الله جي پيدا ڪيل فطرت جنهن تي ماڻهن کي پيدا ڪيائين ۶۴ الله جي ٺاهيل شيءِ نه بدلائجي.

اللّٰهِ ؕ ذٰلِكَ الدِّيْنُ الْقَيِّمُ ۙ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَ النَّاسِ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿۳۰﴾ ۙ

۶۵ اهو ئي سڌو دين آهي پر گهڻا ماڻهو نه ٿا ڄاڻن. ۶۶

مُنِيْبِيْنَ اِلَيْهِ وَاتَّقُوْهُ وَاَقِيْمُوا الصَّلٰوةَ وَلَا تَكُوْنُوْا مِنَ الْمُشْرِكِيْنَ ﴿۳۱﴾

ان جي طرف رجوع ڪندي ۶۷ ۽ ان کان ڊڄو ۽ نماز قائم رکو ۽ مشرڪن مان نه ٿيو

مِنَ الَّذِيْنَ فَرَّقُوْا دِيْنَهُمْ وَكَانُوْا شِيَعًا ؕ كُلُّ حِزْبٍۢ بِمَا لَدَيْهِمْ

انهن مان جن پنهنجي دين کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو ۶۸ ۽ ٿي ويا ٽولا ٽولا هر ٽولو ان تي خوش آهي

فَرِحُوْنَ ﴿۳۲﴾ وَاِذَا مَسَّ النَّاسَ ضُرٌّ دَعَوْا رَبَّهُمْ مُّنِيْبِيْنَ اِلَيْهِ

جيڪي وٽس آهي ۶۹ ۽ جڏهن ماڻهن کي تڪليف پهچي ٿي ۷۰ ته پنهنجي رب کي پڪارن ٿا ان جي طرف رجوع ڪندي

ثُمَّ اِذَآ اَذَاقَهُمْ مِّنْهُ رَحْمَةً اِذَا فَرِيْقٌ مِّنْهُمْ بِرَبِّهِمْ يُشْرِكُوْنَ ﴿۳۳﴾ ۙ

پوءِ جڏهن اهو انهن کي پاڻ وٽان رحمت جو مزو ڏي ٿو ۷۱ تڏهن انهن مان هڪڙو ٽولو پنهنجي رب جو

لِيَكْفُرُوْا بِمَآ اٰتَيْنٰهُمْ ؕ فَتَمَتَّعُوْا ۥ فَسَوْفَ تَعْلَمُوْنَ ﴿۳۴﴾ اَمْ اَنْزَلْنَا

شريڪ ٺاهڻ لڳندو آهي ۷۲ جو اسان جي ڏنل جي ناشڪري ڪن پوءِ نفعو وٺي بيهو ۷۳ اڳهو جلدي توهان کي معلوم ٿيندو. ۷۳

عَلَيْهِمْ سُلْطٰنًا فَهُوَ يَتَكَلَّمُ بِمَا كَانُوْا بِهٖ يُشْرِكُوْنَ ﴿۳۵﴾ وَاِذَآ اَذَقْنَا

يا اسان انهن تي ڪو دليل لاٿو ۷۴ جو اهو انهن کي اسان جا شريڪ ٻڌائي رهيو آهي ۷۵ ۽ جڏهن اسان

النَّاسَ رَحْمَةً فَرِحُوْا بِهَا ؕ وَاِنْ تُصِبْهُمْ سَيِّئَةٌ ۢ بِمَا قَدَّمَتْ اَيْدِيْهِمْ

ماڻهن کي رحمت جو مزو چکائيندا آهيون ۷۶ ان تي خوش ٿي ويندا آهن ۷۷ ۽ جيڪڏهن انهن کي ڪا تڪليف پهچي ۷۸ ان جي بدلي

اِذَا هُمْ يَقْنَطُوْنَ ﴿۳۶﴾ اَوَلَمْ يَرَوْا اَنَّ اللّٰهَ يَبْسُطُ الرِّزْقَ لِمَنْ

جيڪي سندن هٿن اڳي موڪليو ۷۹ تڏهن اهي نا اميد ٿي ويندا آهن ۸۰ ۽ ڇا انهن نه ڏٺو ته الله رزق وسيع فرمائي ٿو

يَّشَآءُ وَيَقْدِرُ ؕ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّقَوْمٍ يُّؤْمِنُوْنَ ﴿۳۷﴾ فَاٰتِ

جنهن جي لاءِ چاهي ۽ تنگي فرمائي ٿو جنهن جي لاءِ گهري بيشڪ ان ۾ نشانيون آهن ايمان وارن جي واسطي. پوءِ

۶۱ يعني ڪو به ان جو هدايت ڪرڻ وارو نه آهي.

۶۲ جيڪو انهن کي عذاب الاهي کان بچائي سگهي.

۶۳ يعني خلوص سان دين الاهي تي استقامت ۽ استقلال سان قائم رهو.

۶۴ فطرت مان مراد دين اسلام آهي. معنيٰ هيءَ آهي ته الله تعاليٰ خلق کي ايمان تي پيدا ڪيو جيئن ته بخاري ۽ مسلم جي حديث ۾ آهي ته هر ٻار فطرت تي پيدا ڪيو وڃي ٿو يعني انهيءَ عهد تي جيڪو اَلَسْتُ بِرَبِّكُمْ فرمائي ورتو ويو آهي. بخاري شريف جي حديث ۾ آهي ته پوءِ سندس ماءُ پيءُ ان کي يهودي يا نصراني يا مجوسي بڻائن ٿا. هن آيت ۾ حڪم ڏنو ويو ته دين الاهي تي قائم رهو، جنهن تي الله تعاليٰ خلق کي پيدا ڪيو آهي.

۶۵ يعني دين الاهي تي قائم رهجو.

۶۶ ان جي حقيقت کي، پوءِ ان دين تي قائم رهو.

۶۷ يعني الله تعاليٰ جي طرف توبهه ۽ طاعت سان لڳل.

۶۸ معبود جي باري ۾ اختلاف ڪري.*

۷۰ مرض جي يا ڏڪر جي يا ان کان سواءِ ٻي ڪا.*

۷۲ دنيوي نعمتن کي چند ڏينهن.

۷۳ ته آخرت ۾ توهان جو ڇا حال ٿئي ٿو ۽ هن دنيا طلبي جو ڪهڙو نتيجو نڪرڻ وارو آهي.

۷۴ ڪا حجت يا ڪو ڪتاب.

۷۵ ۽ شرڪ ڪرڻ جو حڪم ڏئي ٿي، ايئن نه آهي، نه ڪا حجت آهي، نه ڪا سند.

۷۶ يعني تندرستي ۽ ڪشادي رزق جو.

۷۷ ۽ غرور ڪن ٿا.

۷۸ ڏڪر يا خوف يا ٻي ڪا مصيبت.

۷۹ يعني انهن جي نافرمانين ۽ انهن جي گناهن جو.

۸۰ الله تعاليٰ جي رحمت کان ۽ هيءَ ڳالهه مومن جي خلاف آهي ڇو ته مومن جو حال هي آهي ته جڏهن ان کي نعمت ملي ٿي تڏهن شڪرگذاري ڪري ٿو ۽ جڏهن سختي ٿئي ٿي ته پوءِ الله تعاليٰ جي رحمت جو اميدوار رهي ٿو.

* ۶۹ ۽ پنهنجي باطل کي حق گمان ڪري ٿو.

* ۷۱ ان تڪليف کان ڇوٽڪارو عنايت ڪري ٿو ۽ راحت عطا فرمائي ٿو.

ذَا الْقُرْبٰى حَقَّهٗ وَالْمِسْكِيْنَ وَابْنَ السَّبِيْلِ ؕ ذٰلِكَ خَيْرٌ لِّلَّذِيْنَ

مائٽن کي سندن حق ڏي وا۸۱ ۽ مسڪين ۽ مسافر و۸۲ کي ھي وڌيڪ ڀلو آھي انھن جي واسطي جيڪي

يُرِيْدُوْنَ وَجْهَ اللّٰهِ ۫ وَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُفْلِحُوْنَ ﴿۳۸﴾ وَمَآ اٰتَيْتُمْ

الله جي رضا گھرن ٿا و۸۳ ۽ اھي ئي ڪامياب آھن ۽ توھان جيڪا شيءِ زيادہ وٺڻ جي واسطي

مِّنْ رِّبًا لِّيَرْبُوَا۟ فِيْٓ اَمْوَالِ النَّاسِ فَلَا يَرْبُوْا عِنْدَ اللّٰهِ ۚ وَمَآ

ڏيو جو ڏيندڙ جي ملڪيت وڌي ته اھا الله وٽ نه وڌندي و۸۴ ۽ توھان جيڪا خيرات

اٰتَيْتُمْ مِّنْ زَكٰوةٍ تُرِيْدُوْنَ وَجْهَ اللّٰهِ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُضْعِفُوْنَ ﴿۳۹﴾

ڏيو الله جي رضا گھرندي و۸۵ پوءِ انھيءَ جا ٻيڻا آھن و۸۶.

اَللّٰهُ الَّذِيْ خَلَقَكُمْ ثُمَّ رَزَقَكُمْ ثُمَّ يُمِيْتُكُمْ ثُمَّ يُحْيِيْكُمْ ؕ هَلْ

الله آھي جنھن توھان کي پيدا ڪيو پوءِ توھان کي روزي ڏنائين پوءِ توھان کي ماريندو پوءِ توھان کي جيارينڊو و۸۷

مِنْ شُرَكَآئِكُمْ مَّنْ يَّفْعَلُ مِنْ ذٰلِكُمْ مِّنْ شَيْءٍ ؕ سُبْحٰنَهٗ وَتَعٰلٰى

ڇا توھان جي شريڪن مان و۸۸ ڪو اھڙو آھي جيڪو انھن ڪمن مان ڪجھ ڪري و۸۹ پاڪائي برتري آھي اُن کي

عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ﴿۴۰﴾ ظَهَرَ الْفَسَادُ فِى الْبَرِّ وَالْبَحْرِ بِمَا كَسَبَتْ اَيْدِى

انھن جي شرڪ کان. ظاھر ٿي پيا ھي بر ۽ بحر ۾ و۹۰ انھن بُرائين سبب جيڪي ماڻھن جي ھٿن

النَّاسِ لِيُذِيْقَهُمْ بَعْضَ الَّذِيْ عَمِلُوْا لَعَلَّهُمْ يَرْجِعُوْنَ ﴿۴۱﴾ قُلْ

ڪمايون جيئن انھن کي سندن بعض ڪُڌن ڪمن جو مزو چکائي من اھي مُڙي وڃن. و۹۱ تون فرماءِ

سِيْرُوْا فِى الْاَرْضِ فَانْظُرُوْا كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلُ ؕ

زمين ۾ گھمي ڪري ڏسو ته ڪھڙو انجام ٿيو اڳين جو

كَانَ اَكْثَرُهُمْ مُّشْرِكِيْنَ ﴿۴۲﴾ فَاَقِمْ وَجْهَكَ لِلدِّيْنِ الْقَيِّمِ مِنْ

انھن ۾ گھڻائي مُشرڪن جي ھُئي و۹۲. پوءِ تون پنھنجو مُنھن سڌو رک عبادت جي واسطي و۹۳ اَن

قَبْلِ اَنْ يَّاْتِيَ يَوْمٌ لَّا مَرَدَّ لَهٗ مِنَ اللّٰهِ يَوْمَئِذٍ يَّصَّدَّعُوْنَ ﴿۴۳﴾

ڏينھن جي اچڻ کان اڳي جيڪو الله جي طرف کان ٽرڻ وارو ڪونھي و۹۴ ان ڏينھن جُدا جُدا ٿي ويندا. و۹۵

مَنْ كَفَرَ فَعَلَيْهِ كُفْرُهٗ ۚ وَمَنْ عَمِلَ صَالِحًا فَلِاَنْفُسِهِمْ

جيڪو ڪفر ڪري ته سندس ڪفر جو وبال مٿس آھي ۽ جيڪي چڱا ڪم ڪن اھي پنھنجي واسطي ئي تياري ڪري رھيا آھن

ع ۱۳

و۸۱ اُن سان سلوڪ ۽ احسان ڪريو.

و۸۲ انھن جو حق ڏيو صدقو ڏيئي ڪري ۽ مھمان نوازي ڪري. مسئلو: ھن آيت مان محارم جي نفقه (خرچ) جو وجوب ثابت ٿئي ٿو (مدارڪ).

و۸۳ ۽ الله تعالیٰ کان ثواب جا طالب آھن.

و۸۴ ماڻھن جو دستور ھوندو آھي دوست احباب ۽ ملاقاتين کي يا ڪنھن ٻئي شخص کي ھن نيت سان ھديو ڏيندا ھُئا ته اھو انھن کي ان کان زيادہ ڏيندو. اھو جائز ته آھي، پران تي ثواب نه ملندو ۽ ان ۾ برڪت نه ٿيندي چو ته ھي عمل خالصًا الله تعالیٰ جي ڪاڻ نه ٿيو.

و۸۵ نه ان مان بدلو وٺڻ مقصد ھجي، نه نالو نه ڏيکاءُ.

و۸۶ انھن جو اجر ۽ ثواب زيادہ ٿيندو. ھڪ نيڪي جو ڏھ ڀيرا زيادہ ڏنو ويندو.

و۸۷ پيدا ڪرڻ، روزي ڏيڻ، مارڻ، جيارڻ اھي سڀ ڪم الله تعالیٰ جا ئي آھن.

و۸۸ يعني بُتن ۾ جن کي توھان الله تعالیٰ جو شريڪ بنايو ٿا انھن ۾.

و۸۹ ان جي جواب کان مُشرڪ عاجز ٿيا ۽ انھن کي ٻٽاڪ ھڻڻ جي طاقت نه رھي، پوءِ فرمائي ٿو.

و۹۰ شرڪ ۽ نافرماني جي سبب کان ڏڪر، برسات جو بند ٿيڻ، پيداوار جي گھٽتائي، پوکن جي خرابي، واپارن جا نقصان، ماڻھن ۽ جانورن ۾ موت ۽ باھ لڳڻ جي گھڻائي، غرق ٿيڻ ۽ ھر شيءِ ۾ بي برڪتي.

و۹۱ ڪفر ۽ نافرماني کان توبھ تائب ٿين.

و۹۲ پنھنجي شرڪ جي ڪري ھلاڪ ڪيا ويا، انھن جون منزلون ۽ رھائشگاھون ويران پيون آھن. انھن کي ڏسي عبرت حاصل ڪريو. و۹۳ يعني دين اسلام تي مضبوطي سان قائم رھو. و۹۴ يعني قيامت جو ڏينھن. و۹۵ يعني حساب کان پوءِ متفرق ٿي ويندا، جنتي جنت جي طرف ويندا ۽ دوزخي دوزخ جي طرف.

يَمْهَدُوْنَ ﴿۴۴﴾ لِيَجْزِيَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ مِنْ فَضْلِهٖ

ڦ٩٦. جيئن انعام ڏي ڦ٩٧ انهن کي جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون پنهنجي فضل سان

اِنَّهٗ لَا يُحِبُّ الْكٰفِرِيْنَ ﴿۴۵﴾ وَمِنْ اٰيٰتِهٖٓ اَنْ يُّرْسِلَ الرِّيَاحَ مُبَشِّرٰتٍ

بيشڪ اهو ڪافرن کي دوست نٿو رکي. ۽ ان جي نشانين مان آهي هوائن کي موڪلڻ خوشخبري ڏيندڙ ڪري

وَّلِيُذِيْقَكُمْ مِّنْ رَّحْمَتِهٖ وَلِتَجْرِيَ الْفُلْكُ بِاَمْرِهٖ وَلِتَبْتَغُوْا مِنْ

ڦ٩٨ ۽ هن لاءِ ته توهان کي پنهنجي رحمت جو ذائقو ڏي ۽ هن لاءِ ته ٻيڙيون ڦ٩٩ سندس حڪم سان هلنديون رهن

فَضْلِهٖ وَلَعَلَّكُمْ تَشْكُرُوْنَ ﴿۴۶﴾ وَلَقَدْ اَرْسَلْنَا مِنْ قَبْلِكَ رُسُلًا اِلٰى

۽ هن لاءِ ته سندس فضل تلاش ڪريو ڦ١٠٠ ۽ هن لاءِ ته توهان شڪر ڪريو ڦ١٠١ ۽ بيشڪ اسان توهان کان اڳ ڪيترائي رسول

قَوْمِهِمْ فَجَآءُوْهُمْ بِالْبَيِّنٰتِ فَانْتَقَمْنَا مِنَ الَّذِيْنَ اَجْرَمُوْا ۭ وَكَانَ

موڪليا انهن جي قوم جي طرف پوءِ اهي انهن وٽ کليل نشانيون کڻي آيا ڦ١٠٢ پوءِ اسان مجرمن کان بدلو

حَقًّا عَلَيْنَا نَصْرُ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿۴۷﴾ اَللّٰهُ الَّذِيْ يُرْسِلُ الرِّيٰحَ فَتُثِيْرُ

ورتو ڦ١٠٣ ۽ اسان جي مهرباني جي ذمي آهي مسلمانن جي مدد فرمائڻ ڦ١٠٤. الله آهي جو موڪلي ٿو هوائون جيڪي اڀاريندیون

سَحَابًا فَيَبْسُطُهٗ فِي السَّمَآءِ كَيْفَ يَشَآءُ وَيَجْعَلُهٗ كِسَفًا

ڪڪر پوءِ انهن کي پکيڙي ڇڏي ٿو آسمان ۾ جيئن وڻيس ڦ١٠٥ ۽ ان کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ٿو ڦ١٠٦ پوءِ تون

فَتَرَى الْوَدْقَ يَخْرُجُ مِنْ خِلٰلِهٖ ۚ فَاِذَآ اَصَابَ بِهٖ مَنْ يَّشَآءُ

ڏسندين ته ان جي وچان برسات نڪري رهي آهي پوءِ جڏهن اها پهچائي ٿو ڦ١٠٧ پنهنجي ٻانهن مان جنهن جي

مِنْ عِبَادِهٖٓ اِذَا هُمْ يَسْتَبْشِرُوْنَ ﴿۴۸﴾ وَاِنْ كَانُوْا مِنْ قَبْلِ

طرف چاهي تڏهن اهي خوشيون ملهائڻ لڳن ٿا. جيتوڻيڪ ان جي لاهڻ کان اڳ ۾

اَنْ يُّنَزَّلَ عَلَيْهِمْ مِّنْ قَبْلِهٖ لَمُبْلِسِيْنَ ﴿۴۹﴾ فَانْظُرْ اِلٰٓى اٰثٰرِ رَحْمَتِ

اميد لاهيون ويٺا هئا. پوءِ الله جي رحمت جا اثر ڏس

اللّٰهِ كَيْفَ يُحْيِ الْاَرْضَ بَعْدَ مَوْتِهَا ۭ اِنَّ ذٰلِكَ لَمُحْيِ الْمَوْتٰى ۚ

ڦ١٠٨ ڪيئن زمين کي جياري ٿو ان جي مري وڃڻ کان پوءِ ڦ١٠٩ بيشڪ اهو مُئلن کي جيارينديو

وَهُوَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ﴿۵۰﴾ وَلَىِٕنْ اَرْسَلْنَا رِيْحًا فَرَاَوْهُ مُصْفَرًّا

۽ اهو سڀ ڪجهه ڪري سگهي ٿو. ۽ جيڪڏهن اسان ڪا هوا موڪليون ڦ١١٠ جنهن سان اهي فصلن کي پيلو ڏسن

ڦ٩٦ جو جنت جي منزلن ۾ راحت ۽ آرام لهن. ڦ٩٧ ۽ ثواب عطا فرمائي الله تعالیٰ. ڦ٩٨ برسات ۽ پيداوار جي گهٽائي ۾ جي. ڦ٩٩ درياءَ ۾ انهن هوائن سان. ڦ١٠٠ يعني دريائي واپار سان زندگي جو گذران ڪمايو. ڦ١٠١ انهن نعمتن جو ۽ الله تعالیٰ جي توحيد قبول ڪريو. ڦ١٠٢ جيڪي انهن رسولن جي رسالت جي صدق تي واضح دليل هيون. پوءِ ان قوم مان ڪن ايمان آندو ۽ ڪن ڪفر ڪيو. ڦ١٠٣ جو دُنيا ۾ انهن کي عذاب ڏيئي ڪري هلاڪ ڪيو سي. ڦ١٠٤ يعني انهن کي ڇوٽڪارو ڏيڻ ۽ ڪافرن کي هلاڪ ڪرڻ. هن ۾ حضرت محبوب پيغمبر ڪريم صاحب ڪون و مڪان صلى الله تعالیٰ عليه واله وسلم جن کي آخرت جي ڪاميابي ۽ دُشمنن تي فتح ۽ مدد جي خوشخبري ڏني وئي آهي. ترمذي جي حديث ۾ آهي ته جيڪو مسلمان پنهنجي ڀاءُ جي عزت بچائيندو الله تعالیٰ ان کي قيامت جي ڏينهن جهنم جي باهه کان بچائيندو ۽ اهو فرمائي محبوب سيد عالم نور مجسم صلى الله تعالیٰ عليه واله وسلم جن هيءَ آيت تلاوت فرمائي كَانَ حَقًّا عَلَيْنَا نَصْرُ الْمُؤْمِنِيْنَ. ڦ١٠٥ ته ورهيا گهڻو. ڦ١٠٦ يعني ڪڏهن الله تعالیٰ ابر محيط موڪلي ٿو جنهن سان آسمان گهيريل معلوم ٿئي ٿو ۽ ڪڏهن متفرق ٽڪرا الڳ الڳ. ڦ١٠٧ يعني مينهن کي. ڦ١٠٨ يعني برسات جا اثر جيڪي ان تي مرتب ٿين ٿا ته برسات زمين کي سيراب ڪري ٿي ۽ ان مان ساوڪ نڪري ٿي، ساوڪ مان ميوا پيدا ٿين ٿا. ميون ۾ غذائيت ٿئي ٿي ۽ ان مان جاندارن جي جسمن جي نظام کي مدد پهچي ٿي ۽ هي ڏسو ته الله تعالیٰ اها ساوڪ ۽ ميوا پيدا ڪري. ڦ١٠٩ ۽ سڪل ميدان کي سرسبز بنائي ڇڏي ٿو. جنهن جي اها قدرت آهي. ڦ١١٠ اهڙي جيڪا پوک ۽ ساوڪ جي لاءِ نقصان واري هجي.

لَّظَلُّوا مِنۢ بَعۡدِهٖ يَكۡفُرُوۡنَ ﴿۵۱﴾ فَاِنَّكَ لَا تُسۡمِعُ الۡمَوۡتٰى وَلَا تُسۡمِعُ

ف۱۱۱ ته ضرور ان کان پوءِ ناشڪري ڪرڻ لڳندا ف۱۱۲ هن لاءِ ته تون مُئلن کي نه ٿو ٻڌائين

الصُّمَّ الدُّعَآءَ اِذَا وَلَّوۡا مُدۡبِرِيۡنَ ﴿۵۲﴾ وَمَاۤ اَنۡتَ بِهٰدِ الۡعُمۡىِ عَنۡ

ف۱۱۳ ۽ نه ٻوڙن کي سڏ ٻڌائي جڏهن اهي پُٺي ڏيئي ڦرن ف۱۱۴ ۽ نه تون انڌن کي ف۱۱۵ انهن جي گمراهي کان

ضَلٰلَتِهِمۡ ؕ اِنۡ تُسۡمِعُ اِلَّا مَنۡ يُّؤۡمِنُ بِاٰيٰتِنَا فَهُمۡ مُّسۡلِمُوۡنَ ﴿۵۳﴾

راهه تي آڻين، تون ته انهيءَ کي ٻڌائين ٿو جيڪو اسان جي آيتن تي ايمان آڻي پوءِ اهي ڪنڌ جهڪائيندڙ آهن.

اَللّٰهُ الَّذِىۡ خَلَقَكُمۡ مِّنۡ ضُعۡفٍ ثُمَّ جَعَلَ مِنۢ بَعۡدِ ضُعۡفٍ

الله آهي جنهن شروع ۾ توهان کي ڪمزور بنايو ف۱۱۶ پوءِ توهان کي ڪمزوريءَ مان طاقت بخشيائين

قُوَّةً ثُمَّ جَعَلَ مِنۢ بَعۡدِ قُوَّةٍ ضُعۡفًا وَّشَيۡبَةً ؕ يَخۡلُقُ مَا يَشَآءُ ۚ

ف۱۱۷ وري طاقت کان پوءِ ف۱۱۸ ڪمزوري ۽ پوڙهاپ ڏنائين، پيدا ڪري ٿو جيڪي وڻيس ف۱۱۹

وَهُوَ الۡعَلِيۡمُ الۡقَدِيۡرُ ﴿۵۴﴾ وَيَوۡمَ تَقُوۡمُ السَّاعَةُ يُقۡسِمُ الۡمُجۡرِمُوۡنَ ۙ

۽ اهو ئي علم ۽ قدرت وارو آهي. ۽ جنهن ڏينهن قيامت قائم ٿيندي، مجرم قسم کڻندا ته اهي

مَا لَبِثُوۡا غَيۡرَ سَاعَةٍ ؕ كَذٰلِكَ كَانُوۡا يُؤۡفَكُوۡنَ ﴿۵۵﴾ وَقَالَ الَّذِيۡنَ

نه رهيا هئا مگر هڪ گهڙي ف۱۲۰ اهي ايئن ئي اونڌي مُنهن ويندا هئا ف۱۲۱. ۽ چيو انهن جن کي علم

اُوۡتُوا الۡعِلۡمَ وَالۡاِيۡمَانَ لَقَدۡ لَبِثۡتُمۡ فِىۡ كِتٰبِ اللّٰهِ اِلٰى يَوۡمِ الۡبَعۡثِ

۽ ايمان مليو ف۱۲۲ بيشڪ توهان رهيؤ الله جي لکيل موجب ف۱۲۳ اٿڻ جي ڏينهن تائين

فَهٰذَا يَوۡمُ الۡبَعۡثِ وَلٰـكِنَّكُمۡ كُنۡتُمۡ لَا تَعۡلَمُوۡنَ ﴿۵۶﴾ فَيَوۡمَئِذٍ لَّا يَنۡفَعُ

پوءِ هيءُ آهي اهو ڏينهن اٿڻ جو ف۱۲۴ پر توهان نه ٿي ڄاتو ف۱۲۵ پوءِ ان ڏينهن ظالمن کي نفعو نه ڏيندي

الَّذِيۡنَ ظَلَمُوۡا مَعۡذِرَتُهُمۡ وَلَا هُمۡ يُسۡتَعۡتَبُوۡنَ ﴿۵۷﴾ وَلَقَدۡ ضَرَبۡنَا

سندن معذرت ۽ نه ئي انهن کان راضي ڪرڻ جو مطالبو ڪيو ويندو. ف۱۲۶ ۽ بيشڪ اسان ماڻهن جي واسطي

لِلنَّاسِ فِىۡ هٰذَا الۡقُرۡاٰنِ مِنۡ كُلِّ مَثَلٍ ؕ وَلَئِنۡ جِئۡتَهُمۡ بِاٰيَةٍ

هن قرآن ۾ هر قسم جو مثال بيان فرمايو ف۱۲۷ ۽ جيڪڏهن تون انهن وٽ ڪا نشاني آڻين

لَّيَـقُوۡلَنَّ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡۤا اِنۡ اَنۡتُمۡ اِلَّا مُبۡطِلُوۡنَ ﴿۵۸﴾ كَذٰلِكَ يَطۡبَعُ اللّٰهُ

ته ضرور ڪافر چوندا توهان ته نه آهيو مگر باطل تي. اهڙيءَ طرح الله مُهر هڻي ٿو ڇڏي

ع ۱۳ ۵ ۸

قرء حفص بضم الضاد وفتحها والمختار عند الكل الضم ۱۲

ف۱۱۱ ان کان پوءِ جو اها سرسبز ۽ شاداب هئي.

ف۱۱۲ يعني پوک زرد ٿيڻ کان پوءِ ناشڪري ڪرڻ لڳن ۽ پهرين نعمت جا به انڪاري ٿي وڃن. معنيٰ اهيءَ آهي ته انهن ماڻهن جي حالت هيءَ آهي ته جڏهن انهن کي رحمت پهچي ٿي، رزق ملي ٿو، خوش ٿي وڃن ٿا ۽ جڏهن ڪا سختي اچي ٿي، پوک خراب ٿئي ٿي ته ڏهن پهرين نعمتن کان به ڦري وڃن ٿا. گهربو ته هي هو ته الله تعاليٰ تي توڪل ڪن ها ۽ جڏهن ڪا نعمت پهچي ها، شڪر بجا آڻن ها ۽ جڏهن مصيبت اچي ها، صبر ڪن ها ۽ دعا ۽ استغفار ۾ مشغول ٿين ها. هن کان پوءِ الله تعاليٰ پنهنجي حبيب اڪرم نور مجسم محبوب اعظم صلى الله تعاليٰ عليه واٰله وسلم جن جي تسلي فرمائي ٿو ته پاڻ انهن ماڻهن جي محرومي ۽ انهن جي ايمان نه آڻڻ تي ڏکويل نه ٿين.

ف۱۱۳ يعني جن جون دليون مري چڪيون ۽ انهن کان ڪنهن به طرح حق جي قبول ڪرڻ جي توقع نه رهي.

ف۱۱۴ يعني حق جي ٻڌڻ کان ٻوڙا هجن ۽ ٻوڙا به اهڙا جو پُٺي ڏيئي ڦري ويا انهن کان ڪنهن به طرح سمجهڻ جي اميد نه آهي.

ف۱۱۵ هتي انڌن مان به دل جا انڌا مُراد آهن. هن آيت مان ڪن ماڻهن مُئلن جي نه ٻڌڻ تي دليل ورتو آهي، مگر اهو دليل وٺڻ صحيح نه آهي ڇو ته هتي مُئلن مان مراد ڪافر آهن، جيڪي دنيوي زندگي ته رکن ٿا، مگر پند ۽ نصيحت سان نفعي وارا نه ٿا ٿين. ان ڪري انهن کي اموات سان تشبيهه ڏني وئي جيڪي دارالعمل کان لنگهي ويا ۽ اُهي پند ۽ نصيحت کان نفعي وارا نه ٿا ٿي سگهن. انهيءَ ڪري آيت مان مُئلن جي نه ٻڌڻ تي سَنَد وٺڻ درست نه آهي ۽ گهڻين حديثن مان مُئلن جو ٻڌڻ ۽ پنهنجن قبرن تي زيارت جي لاءِ اچڻ وارن کي سڃاڻڻ ثابت آهي.

ف۱۱۶ هن ۾ انسان جي احوال جي طرف اشارو آهي ته پهريائين اهو ماءُ جي پيٽ ۾ جنين هو، پوءِ ٻار ٿي پيدا ٿيو، کير پيئندڙ رهيو، اهي احوال نهايت ضعف جا آهن.

ف۱۱۷ يعني ننڍپڻ جي ضعف کان پوءِ جواني جي قوت عطا فرمايائين.

ف۱۱۸ يعني جواني جي قوت کان پوءِ.

ف۱۱۹ ضعف ۽ قوت، جواني ۽ پوڙهاپ. اهي سڀ الله تعاليٰ جي پيدا ڪرڻ سان آهن.

ف۱۲۰ يعني آخرت کي ڏسي ڪري ان کي دُنيا يا قبر ۾ رهڻ جي مدت تمام ٿوري معلوم ٿيندي. ان ڪري اهي ان مدت کي هڪ گهڙي سان تعبير ڪندا.

ف۱۲۱ يعني ايئن ئي دنيا ۾ غلط ۽ باطل ڳالهين تي پختا ۽ حق کان ڦريل هئا ۽ بعث جا انڪاري هئا. جيئن هاڻي قبر يا دُنيا ۾ رهڻ جي مدت کي قسم کڻي هڪ گهڙي ٻڌائي رهيا آهن. انهن جي ان قسم سان الله تعاليٰ کين سمورن محشر وارن جي سامهون خوار ڪندو ۽ سڀ ڏسندا ته اهڙي عام مجمع ۾ قسم کڻي اهڙو چٽو ڪوڙ ڳالهائي رهيا آهن. ف۱۲۲ يعني نبي سڳورا، ملائڪ ۽ مؤمن انهن جو رد ڪندا ۽ فرمائيندا ته توهان ڪوڙ ڳالهايو ٿا. ف۱۲۳ يعني جيڪو الله تعاليٰ پنهنجي سابق علم ۾ لوح محفوظ ۾ لکيو، تنهن جي مطابق توهان قبرن ۾ رهيؤ. ف۱۲۴ جنهن جا توهان دُنيا ۾ انڪاري هيؤ. ف۱۲۵ دنيا ۾ ته اهو حق آهي، ضرور واقع ٿيندو. هاڻي توهان ڄاتو ته اهو ڏينهن اچي ويو ۽ ان جو اچڻ حق هو ته پر هن وقت جو ڄاڻڻ توهان کي نفعو نه ڏيندو. جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو.

ف۱۲۶ يعني نه انهن کي هي چيو ويندو ته توبهه ڪري پنهنجي رب کي راضي ڪريو جيئن دُنيا ۾ انهن کان توبهه طلب ڪئي ويندي آهي. ف۱۲۷ ته جيئن انهن کي تنبيهه ٿئي ۽ ڏيکارڻ پنهنجي ڪمال کي پهچي پر انهن پنهنجي اندر جي ڪارائڻ ۽ سخت دلي جي ڪري ڪجهه به فائدو نه حاصل ڪيو، بلڪ جڏهن قرآن پاڪ جي ڪا آيت آئي، تنهن کي ڪوڙ ڪيائون ۽ ان جو انڪار ڪيائون.

عَلٰی قُلُوْبِ الَّذِیْنَ لَا یَعْلَمُوْنَ ﴿۵۹﴾ فَاصْبِرْ اِنَّ وَعْدَ اللّٰہِ حَقٌّ وَّ

جاهلن جي دلين تي. ف۱۲۸ پوءِ صبر ڪر ف۱۲۹ بيشڪ الله جو واعدو سچو آهي

لَا یَسْتَخِفَّنَّکَ الَّذِیْنَ لَا یُوْقِنُوْنَ ﴿۶۰﴾ ع

ف۱۳۰ ۽ توهان کي هلڪو نه ڪن اهي جيڪي يقين نٿا رکن. ف۱۳۱

ع ۶ / ۷ / ۹

سُوْرَةُ لُقْمٰنَ مَکِّیَّةٌ ۳۱ — ۵۷ — اٰیَاتُھَا ۳۴ — رُکُوْعَاتُھَا ۴

سورة لقمان مڪي آهي ۽ هن ۾ چوٽيهه آيتون ۽ چار رڪوع آهن

بِسْمِ اللّٰہِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِیْمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع). ف۱

الٓمّٓ ﴿۱﴾ تِلْکَ اٰیٰتُ الْکِتٰبِ الْحَکِیْمِ ﴿۲﴾ ھُدًی وَّرَحْمَۃً لِّلْمُحْسِنِیْنَ ﴿۳﴾

هي حڪمت واري ڪتاب جون آيتون آهن. هدايت ۽ رحمت آهن نيڪن جي واسطي.

الَّذِیْنَ یُقِیْمُوْنَ الصَّلٰوۃَ وَیُؤْتُوْنَ الزَّکٰوۃَ وَھُمْ بِالْاٰخِرَۃِ ھُمْ

اهي جيڪي نماز قائم رکن ۽ زڪوٰة ڏين ۽ آخرت تي يقين آڻن

یُوْقِنُوْنَ ﴿۴﴾ اُولٰٓئِکَ عَلٰی ھُدًی مِّنْ رَّبِّھِمْ وَاُولٰٓئِکَ ھُمُ

اهي پنهنجي رب جي هدايت تي آهن ۽ انهن جو ئي ڪم سر انجام

الْمُفْلِحُوْنَ ﴿۵﴾ وَمِنَ النَّاسِ مَنْ یَّشْتَرِیْ لَھْوَ الْحَدِیْثِ

ٿيو. ۽ ڪي ماڻهو راند جون ڳالهيون خريد ڪن ٿا ف۲ جو الله جي وات

لِیُضِلَّ عَنْ سَبِیْلِ اللّٰہِ بِغَیْرِ عِلْمٍ ۖ وَّیَتَّخِذَھَا ھُزُوًا ۭ اُولٰٓئِکَ

کان ڀٽڪائن بغير ڄاڻ جي ف۳ ۽ ان کي ٺوڳ ڪري وٺن انهن جي واسطي

لَھُمْ عَذَابٌ مُّھِیْنٌ ﴿۶﴾ وَاِذَا تُتْلٰی عَلَیْہِ اٰیٰتُنَا وَلّٰی مُسْتَکْبِرًا کَاَنْ

ذلت جو عذاب آهي. ۽ جڏهن ان تي اسان جون آيتون پڙهيون وڃن ٿيون ته وڏائي ڪندي ڦري ٿو ف۴

لَّمْ یَسْمَعْھَا کَاَنَّ فِیْۤ اُذُنَیْہِ وَقْرًا ۚ فَبَشِّرْہُ بِعَذَابٍ اَلِیْمٍ ﴿۷﴾ اِنَّ

جڻ ته ان ٻڌو ئي ڪونه جڻ سندس ڪنن ۾ ڳرو ڇيو ف۵ پوءِ ان کي دردناڪ عذاب جي خوشخبري ڏي.

الَّذِیْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ لَھُمْ جَنّٰتُ النَّعِیْمِ ﴿۸﴾ خٰلِدِیْنَ

بيشڪ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون انهن جي واسطي آرام جا باغ آهن. هميشه

ف۱۲۸ جن کي ڄاڻ ٿو ته اهي گمراهي اختيار ڪندا ۽ حق وارن کي باطل تي ٻڌائيندا.

ف۱۲۹ انهن جي ايذاءَ ۽ دشمني تي.

ف۱۳۰ توهان جي مدد فرمائڻ جو ۽ دين اسلام کي سڀني دينن تي غالب ڪرڻ جو.

ف۱۳۱ يعني هي ماڻهو جن کي آخرت جو يقين نه آهي ۽ بعث ۽ حساب جا منڪر آهن. انهن جون سختيون ۽ انهن جو انڪار ۽ انهن جون نالائق حرڪتون توهان جي لاءِ غصي ۽ بي چيني جو باعث نه ٿين ۽ ايئن نه ٿئي جو توهان انهن جي حق ۾ عذاب جي دعا ڪرڻ ۾ جلدي فرمايو.

ف۱ سُوْرَةُ لُقْمَانَ مڪي آهي ٻن آيتن کان سواءِ، جيڪي وَلَوْ اَنَّ مَا فِی الْاَرْضِ کان شروع ٿين ٿيون. هن سورة ۾ چار رڪوع، چوٽيهه آيتون، پنج سؤ اڻيتاليهه ڪلما ۽ ٻه هزار هڪ سؤ ڏهه حرف آهن.

ف۲ لهو يعني راند هر ان باطل کي چون ٿا جيڪو ماڻهو کي نيڪي کان ۽ ڪم جي ڳالهين کان غفلت ۾ وجهي. ڪهاڻيون ۽ افسانا انهي ۾ داخل آهن. شان نزول:- هيءَ آيت نضر بن حارث بن ڪلده جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪو واپار جي سلسلي ۾ ٻين ملڪن جو سفر ڪندو هو، ان عجمين جا ڪتاب خريد ڪيا، جن ۾ قصا ڪهاڻيون هيون ۽ اهو قريش کي ٻڌائيندو هو ۽ چوندو هو ته سرور ڪائنات (محبوب محمد مصطفىٰ صلى الله عليه وآله وسلم) جن توهان کي عاد ۽ ثمود جا واقعا ٻڌائن ٿا ۽ مان رستم ۽ اسفنديار ۽ فارس جي بادشاهن جون ڪهاڻيون ٻڌايان ٿو. ڪي ماڻهو انهن ڪهاڻين ۾ مشغول ٿي ويا ۽ قرآن پاڪ ٻڌڻ کان رهجي ويا. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي.

ف۳ يعني جهالت کان ماڻهن کي اسلام ۾ داخل ٿيڻ ۽ قرآن ڪريم ٻڌڻ کان روڪن ۽ آيات الاهيه سان مسخري ڪن.

ف۴ ۽ انهن جي طرف نه واجهائي. ف۵ ۽ اهو ٻوڙو آهي.

فِيْهَا ؕ وَعْدَ اللّٰهِ حَقًّا ؕ وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ۝٩ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ

انن ۾ رهندا الله جو واعدو آهي سچو ۽ اهو ئي عزت ۽ حڪمت وارو آهي. ان آسمان ٺاهيا

بِغَيْرِ عَمَدٍ تَرَوْنَهَا وَاَلْقٰى فِى الْاَرْضِ رَوَاسِيَ اَنْ تَمِيْدَ بِكُمْ

ري ٿنڀن جي توهان کي نظر اچن ول ۽ زمين ۾ لنگر سٽيائين ول جو توهان کي ڪٿي نه ڏڪڻ

وَبَثَّ فِيْهَا مِنْ كُلِّ دَآبَّةٍ ؕ وَاَنْزَلْنَا مِنَ السَّمَآءِ مَآءً فَاَنْۢبَتْنَا

ڏئي ۽ ان ۾ هر قسم جا جانور پکيڙيائين ۽ اسان آسمان مان پاڻي لاٿو ول پوءِ اسان زمين

فِيْهَا مِنْ كُلِّ زَوْجٍ كَرِيْمٍ ۝١٠ هٰذَا خَلْقُ اللّٰهِ فَاَرُوْنِيْ مَاذَا خَلَقَ

۾ هر نفيس جوڙو پيدا ڪيو ول هيءَ ته الله جو خلقيل آهي ول مون کي اهو ڏيکاريو ول جيڪو ان کان سواءِ

الَّذِيْنَ مِنْ دُوْنِهٖ ؕ بَلِ الظّٰلِمُوْنَ فِيْ ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ ۝١١ وَلَقَدْ اٰتَيْنَا

ٻين ٺاهيو هجي ول ١٢ بلڪ ظالم ڪليل گمراهي ۾ آهن ۽ بيشڪ اسان

لُقْمٰنَ الْحِكْمَةَ اَنِ اشْكُرْ لِلّٰهِ ؕ وَمَنْ يَّشْكُرْ فَاِنَّمَا يَشْكُرُ لِنَفْسِهٖ ۚ

لقمان کي حڪمت عطا فرمائي ول ١٣ ته الله جو شڪر ڪر ول ١٤ ۽ جيڪو شڪر ڪري اهو پنهنجي ڀلائي جي واسطي

وَمَنْ كَفَرَ فَاِنَّ اللّٰهَ غَنِيٌّ حَمِيْدٌ ۝١٢ وَاِذْ قَالَ لُقْمٰنُ لِابْنِهٖ وَ

شڪر ڪري ٿو ول ١٥ ۽ جيڪو ناشڪري ڪري پوءِ بيشڪ الله بي نياز ساراهيل آهي سمورين خوبين سان. ۽ ياد ڪريو جڏهن لقمان پنهنجي پٽ

هُوَ يَعِظُهٗ يٰبُنَيَّ لَا تُشْرِكْ بِاللّٰهِ ؕ اِنَّ الشِّرْكَ لَظُلْمٌ عَظِيْمٌ ۝١٣ وَ

کي جيئن کيس نصيحت ڪندي ول ١٦ اي منهنجا پٽ! الله سان ڪنهن کي شريڪ نه ڪر بيشڪ شرڪ وڏو ظلم آهي. ول ١٧

وَصَّيْنَا الْاِنْسَانَ بِوَالِدَيْهِ ۚ حَمَلَتْهُ اُمُّهٗ وَهْنًا عَلٰى وَهْنٍ وَّ

۽ اسان انسان کي سندس ماءُ پيءُ جي باري ۾ تاڪيد فرمايو ول ١٨ سندس ماءُ کيس پيٽ ۾ کنيو ڪمزوري تي ڪمزوري سهي ڪري

فِصٰلُهٗ فِيْ عَامَيْنِ اَنِ اشْكُرْ لِيْ وَلِوَالِدَيْكَ ؕ اِلَيَّ الْمَصِيْرُ ۝١٤ وَاِنْ

ول ١٩ ۽ ان جي ٿڃ ڇڏائڻ ٻن سالن ۾ آهي هي ته شڪر ڪر منهنجو ۽ پنهنجي ماءُ پيءُ جو ول ٢٠ آخر مون ڏي اچڻو آهي ۽

جَاهَدٰكَ عَلٰٓى اَنْ تُشْرِكَ بِيْ مَا لَيْسَ لَكَ بِهٖ عِلْمٌ ۙ فَلَا تُطِعْهُمَا

جيڪڏهن اهي ٻئي تو کان ڪوشش ڪن ته منهنجو شريڪ ڪر اهڙي شيءِ کي جنهن جي تو کي ڄاڻ نه آهي ول ٢١ ته پوءِ انهن جو چيو نه

وَصَاحِبْهُمَا فِى الدُّنْيَا مَعْرُوْفًا ؗ وَّاتَّبِعْ سَبِيْلَ مَنْ اَنَابَ اِلَيَّ ۚ

مڃ ول ٢٢ ۽ دنيا ۾ سندن ساٿ ڏي چڱي طرح ول ٢٣ ۽ ان جي واٽ هل جنهن منهنجي طرف رجوع ڪيو ول ٢٤

ع ١١ ١٠ — وقف النبي صلى الله عليه وسلم — النصف

ول ٦ يعني ڪو ٿنڀو نه آهي، توهان جي نظر خود ان جي شاهد آهي. ول ٧ بلند جبلن جا. ول ٨ پنهنجي فضل سان برسات وسائي. ول ٩ عمدن قسمن جا باغ پيدا ڪيا آهي. ول ١٠ جيڪو توهان ڏسي رهيا آهيو. ول ١١ اي مشرڪو! ول ١٢ يعني بُتن، جن کي توهان عبادت جو حقدار قرار ڏنو. ول ١٣ محمد بن اسحاق چيو ته لقمان جو نسب هي آهي، لقمان بن باعور بن ناحور بن تارخ. وهب جو قول آهي ته حضرت لقمان حضرت ايوب عليه السلام جو ڀاڻيجو هو. مقاتل چيو ته حضرت ايوب عليه السلام جي ماسي جو پٽ هو. واقدي چيو ته بني اسرائيل ۾ قاضي هو ۽ هي به چيو ويو آهي ته پاڻ هزار سال زنده رهيو ۽ حضرت داؤد عليه السلام جو زمانو لڌائين ۽ ان کان علم حاصل ڪيائين ۽ ان جي زماني ۾ فتويٰ ڏيڻ ڇڏي ڏنائين، جيتوڻيڪ اڳ ۾ فتويٰ ڏيندو هو. سندس نبوت ۾ اختلاف آهي. گهڻا عالم انهيءَ طرف آهن ته پاڻ حڪيم هو، نبي نه هو. حڪمت عقل ۽ سمجهه کي چوندا آهن ۽ چيو ويو آهي ته حڪمت اهو علم آهي، جنهن جي مطابق عمل ڪيو وڃي. ڪن چيو ته حڪمت معرفت ۽ اصابت في الامر کي چوندا آهن ۽ هي به چيو ويو آهي ته حڪمت اهڙي شيءِ آهي جو الله تعالیٰ ان کي جنهن جي دل ۾ رکي ٿو، ان جي دل کي روشن ڪري ڇڏي ٿي. ول ١٤ ان نعمت تي ته الله تعالیٰ حڪمت عطا ڪئي. ول ١٥ ڇو ته شڪر سان نعمت زياده ٿئي ٿي ۽ ثواب ملي ٿو. ول ١٦ حضرت لقمان عليه السلام جي ان پٽ جو نالو انعم يا اشڪم هو ۽ انسان جو اعليٰ مرتبو هي آهي ته اهو خود ڪامل هجي ۽ ٻين جي تڪميل ڪري. پوءِ حضرت لقمان عليه السلام جو ڪامل هجڻ ته اٰتَيْنَا لُقْمٰنَ الْحِكْمَةَ ۾ بيان فرمائي ڇڏيائين ۽ ٻين جي تڪميل ڪرڻ وَهُوَ يَعِظُهٗ سان ظاهر فرمايائين ۽ نصيحت پٽ کي ڪيائين. هن مان معلوم ٿيو ته نصيحت ۾ گهر وارن ۽ قريب ترمائٽن کي مقدم ڪرڻ گهرجي ۽ نصيحت جي شروعات شرڪ جي منع کان فرمايائين. هن مان معلوم ٿيو ته اهو نهايت اهم آهي. ول ١٧ ڇو ته ان ۾ غير مستحق عبادت کي مستحقِ عبادت جي برابر قرار ڏيڻ آهي ۽ عبادت کي ان جي جاءِ جي خلاف رکڻ آهي، سي گهڻا لهي وڏو ظلم آهن. ول ١٨ ته انهن جو فرمانبردار رهي ۽ انهن سان نيڪ سلوڪ ڪري (جيئن ته هن ٻي آيت ۾ اڳتي ارشاد آهي). ول ١٩ يعني ان جي ڪمزوري گهڙيءَ گهڙيءَ ترقي تي ٿئي ٿي، جيئن حمل وڌندو وڃي ٿو، بار زياده ٿئي ٿو ۽ ڪمزوري ترقي ڪري ٿي. عورت کي حامله ٿيڻ کان پوءِ ڪمزوري، ٿڪاوٽ ۽ تڪليفون پهچنديون رهن ٿيون. حمل خود ڪمزور ڪرڻ وارو آهي. بار پيدا ٿيڻ جو درد ڪمزوري تي ڪمزوري آهي ۽ ٻار ڄڻڻ ان تي اڃا زياده سختي آهي. کير پيارڻ انهن سڀني تي مٿانهون آهي. ول ٢٠ هي اهو تاڪيد آهي، جنهن جو ذڪر مٿي فرمايو هُئائين. سفيان بن عيينه هن آيت جي تفسير ۾ فرمايو ته جنهن پنج وقتي نمازون ادا ڪيون، تنهن الله تعالیٰ جو شڪر بجا آندو ۽ جنهن پنج وقتي نمازن کان پوءِ والدين جي لاءِ دعائون گهريون، تنهن والدين جي شڪرگذاري ڪئي. ول ٢١ يعني علم سان ته ڪنهن کي منهنجو شريڪ ٻڌائي نه ٿو سگهين، ڇو ته منهنجو شريڪ محال آهي، ٿي ئي نه ٿو سگهي، هاڻي جيڪو به چوندو ته بي علمي کان ئي ڪنهن شيءِ جي شريڪ ٻڌائڻ جو چوندو. اين جيڪڏهن والدين به چون. ول ٢٢ نحعي چيو ته والدين جي اطاعت واجب آهي، پر جيڪڏهن اهي شرڪ جو حڪم ڪن ته انهن جي اطاعت نه ڪر، ڇو ته خالق جي نافرماني ڪري ڪنهن جي به اطاعت جائز ناهي. ول ٢٣ سهڻي اخلاق، سهڻي سلوڪ ۽ احسان ۽ تحمل سان. ول ٢٤ يعني محبوب حضرت نبي ڪريم صلى الله تعالیٰ عليه واله وسلم جن ۽ سندن صحابه ڪرام جي واٽ اهيءَ ڪي مذهب سنت ۽ جماعت پڙهندا آهن.

ثُمَّ اِلَيَّ مَرْجِعُكُمْ فَاُنَبِّئُكُمْ بِمَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ﴿۱۵﴾ يٰبُنَيَّ اِنَّهَآ

پوءِ منهنجي ئي طرف توهان کي موٽي اچڻو آهي پوءِ مان توهان کي خبر ڏيندس توهان جي عملن جي.ف۲۵ اي منهنجا پٽ برائي

اِنْ تَكُ مِثْقَالَ حَبَّةٍ مِّنْ خَرْدَلٍ فَتَكُنْ فِيْ صَخْرَةٍ اَوْ فِي

جيڪڏهن ڪا هر جي داڻي برابر هجي پوءِ اها پٿر جي گهرائي ۾ هجي يا آسمانن ۾ يا

السَّمٰوٰتِ اَوْ فِي الْاَرْضِ يَاْتِ بِهَا اللّٰهُ ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَطِيْفٌ خَبِيْرٌ ﴿۱۶﴾

زمين ۾ ڪٿي به هجي ف۲۶ الله ان کي آڻيندو ف۲۷ بيشڪ الله هر باريڪيءَ کي ڄاڻڻ وارو خبردار آهي.

يٰبُنَيَّ اَقِمِ الصَّلٰوةَ وَاْمُرْ بِالْمَعْرُوْفِ وَانْهَ عَنِ الْمُنْكَرِ وَاصْبِرْ

ف۲۸ اي منهنجا پٽ نماز قائم رک ۽ چڱي ڳالهه جو حڪم ڏي ۽ بُري ڳالهه کان منع ڪر ۽ صبر ڪر ان تڪليف تي

عَلٰى مَآ اَصَابَكَ ؕ اِنَّ ذٰلِكَ مِنْ عَزْمِ الْاُمُوْرِ ﴿۱۷﴾ وَلَا تُصَعِّرْ خَدَّكَ

جيڪا توکي پهچي ف۲۹ بيشڪ اهي همت جا ڪم آهن ف۳۰ ۽ ڪنهن سان ڳالهائڻ ۾

لِلنَّاسِ وَلَا تَمْشِ فِي الْاَرْضِ مَرَحًا ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَا يُحِبُّ كُلَّ

ف۳۱ پنهنجو منهن پاسيرو نه ڪر ف۳۲ ۽ زمين ۾ اڪڙ جي نه هل، بيشڪ الله کي پسند نه آهي ڪو به

مُخْتَالٍ فَخُوْرٍ ﴿۱۸﴾ وَاقْصِدْ فِيْ مَشْيِكَ وَاغْضُضْ مِنْ صَوْتِكَ ؕ

وڏائي ڪندڙ نخر ڪندڙ ۽ وچٿري چال هل ف۳۳ ۽ پنهنجو آواز ڪجهه جهڪو ڪر ف۳۴

اِنَّ اَنْكَرَ الْاَصْوَاتِ لَصَوْتُ الْحَمِيْرِ ﴿۱۹﴾ اَلَمْ تَرَوْا اَنَّ اللّٰهَ سَخَّرَ لَكُمْ

بيشڪ آوازن مان بُرو آواز گڏهه جو آهي ف۳۵ ڇا توهان نه ڏٺو ته الله توهان جي واسطي ڪم ۾ لڳائي ڇڏيا

مَّا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ وَاَسْبَغَ عَلَيْكُمْ نِعَمَهٗ ظَاهِرَةً وَّ

جيڪي به آسمانن ۾ ۽ زمين ۾ آهن ف۳۶ ۽ توهان کي ڀرپور ڏنائين پنهنجون نعمتون ظاهر ۽

بَاطِنَةً ؕ وَمِنَ النَّاسِ مَنْ يُّجَادِلُ فِي اللّٰهِ بِغَيْرِ عِلْمٍ وَّلَا هُدًى

باطن ف۳۷ ۽ ڪي ماڻهو الله جي باري ۾ جهڳڙو ڪن ٿا هن طرح جو نه علم اٿن ۽ نه عقل ۽ نه ئي

وَّلَا كِتٰبٍ مُّنِيْرٍ ﴿۲۰﴾ وَاِذَا قِيْلَ لَهُمُ اتَّبِعُوْا مَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ قَالُوْا بَلْ نَتَّبِعُ

ڪو روشن ڪتاب. ف۳۸ جڏهن انهن کي چيو وڃي ته ان جي پيروي ڪريو جيڪي الله لاٿو ته چون ٿا بلڪ اسان ته

مَا وَجَدْنَا عَلَيْهِ اٰبَآءَنَا ؕ اَوَلَوْ كَانَ الشَّيْطٰنُ يَدْعُوْهُمْ اِلٰى عَذَابِ

ان جي پيروي ڪنداسين جنهن تي اسان پنهنجي پيءُ ڏاڏي کي لڌو ف۳۹ ڇا جيترو ٽيڪ شيطان انهن کي دوزخ جي عذاب جي طرف سڏيندو.

ع ۲ ۸ ۱۱

ف۲۵ توهان جي عملن جي جزا ڏيئي ڪري. وَصَّيْنَا الْاِنْسَانَ کان ايستائين جيڪو مضمون آهي، سو حضرت لقمان عليه السلام جو نه آهي، بلڪ ان پنهنجي صاحبزادي کي الله تعالىٰ جي نعمت جي شڪر جو حڪم ڏنو هو ۽ شرڪ جي منع ڪئي هئي ته پوءِ الله تعالىٰ والدين جي طاعت ۽ ان جي جاءِ ارشاد فرمائي. هن کان پوءِ وري حضرت لقمان علىٰ نبينا وعليه السلام جو مقولو ذڪر ڪيو وڃي ٿو ته ان پنهنجي فرزند کي فرمايو. ف۲۶ ڪهڙي به لڪل جڳهه هجي، الله تعالىٰ کان ڏئي لڪي سگهي. ف۲۷ قيامت جي ڏينهن ۽ ان جو حساب فرمائيندو. ف۲۸ يعني هر شيءِ ۽ وڏو وان جي علم جي گهيري ۾ آهي. ف۲۹ امر بالمعروف ونهي عن المنڪر ڪرڻ سان. ف۳۰ انهن جو ادا ڪرڻ لازم آهي. هن آيت مان معلوم ٿيو ته نماز ۽ امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر ۽ **ايذاء تي صبر ڪرڻ** اهڙيون عبادتون آهن، جن جو سڀني اُمتن ۾ حڪم هو. ف۳۱ وڏائي جي نيت سان. ف۳۲ يعني جڏهن ماڻهو ڳالهه ڪن ته انهن کي حقير ڄاڻي انهن جي طرف کان مُنهن موڙڻ نه جهڙو تڪبر وارن جو طريقو آهي، اختيار نه ڪر. امير ۽ فقير سڀني سان نرمي سان پيش اچ. ف۳۳ نه تمام تيز، نه تمام سُست، جو اهي ٻئي مذموم آهن. هڪ ۾ تڪبر جو شان آهي ۽ ٻئي ۾ هلڪڙائپ. حديث شريف ۾ آهي ته تمام تيز هلڻ مؤمن جو وقار وڃائي ٿو. ف۳۴ يعني شور مچائڻ، فتني، فساد ۽ رڙين ڪرڻ کان پاسو ڪر. ف۳۵ مطلب هي آهي ته شور مچائڻ ۽ آواز بلند ڪرڻ مڪروه ۽ ناپسنديده آهي ۽ ان ۾ ڪجهه فضيلت نه آهي. گڏهه جو آواز بلند هجڻ جي باوجود مڪروه ۽ وحشت انگيز آهي. حضرت محبوب پيغمبر ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي ذات گرامي کي نرم آواز سان ڪلام ڪرڻ پسند هو ۽ سخت آواز سان ڳالهائڻ کي ناپسند فرمائيندا هُئا. ف۳۶ آسمانن ۾ مثلاً سج، چنڊ ۽ تارا، جن مان توهان نفعو حاصل ڪريو ٿا ۽ زمين ۾ درياء، نهرون، کاڻيون، جبل، وڻ، ميوا ۽ چوپايا وغيره جن مان توهان نفعو حاصل ڪريو ٿا. ف۳۷ ظاهري نعمتن مان عضون جي درستي، ظاهري حواس خمسه حُسن، شڪل و صورت مراد آهن ۽ باطني نعمتن مان علم معرفت ۽ ملڪات فاضله وغيره. حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته ظاهري نعمت ته اسلام ۽ قرآن آهي ۽ باطني نعمت هيءَ آهي ته توهان جي گناهن تي پردو وڌائين. توهان جو حال ظاهر نه ڪيائين. سزا ۾ جلدي نه فرمايائين. ڪن مفسرن چيو ته ظاهري نعمت عضون جي درستي ۽ سهڻي صورت آهي ۽ باطني نعمت دلي اعتقاد. هڪ قول هي به آهي ته ظاهري نعمت✻ احڪام شرعيه جو آسان هجڻ آهي ۽ باطني نعمت شفاعت. هڪ قول هي به آهي ته ظاهري نعمت اسلام جو غلبو ۽ دشمنن تي فتحياب ٿيڻ آهي ۽ باطني نعمت ملائڪن جو امداد جي لاءِ اچڻ. هڪ قول هي آهي ته ظاهري نعمت رسول جي تابعداري آهي ۽ باطني نعمت ان جي محبت. رزقنا الله تعالىٰ اتباعه ومحبته صلى الله تعالىٰ عليه وسلم. ف۳۸ پوءِ جيڪي چوندا جهالت ۽ ناداني هوندي ۽ شان الاهي ۾ اهڙي قسم جي جرأت ۽ لب ڪشائي نهايت اجائي ۽ گمراهي آهي. شان نزول: هيءَ آيت نضر بن حارث ۽ اُبي بن خلف وغيره ڪافرن جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪي بي علم ۽ جاهل هجڻ جي باوجود محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن سان الله تعالىٰ جي ذات ۽ صفتن جي متعلق جهيڙو ڪندا هُئا. ف۳۹ يعني پنهنجن ابن ڏاڏن جي طريقي تي ئي رهنداسون. ان تي الله تعالىٰ فرمائي ٿو.

✻ رزق آهي ۽ باطني نعمت سهڻو خلق. هڪ قول آهي ته ظاهري نعمت

السَّعِيْرِ ﴿٢١﴾ وَمَنْ يُّسْلِمْ وَجْهَهٗٓ اِلَى اللّٰهِ وَهُوَ مُحْسِنٌ فَقَدِ اسْتَمْسَكَ

هجي. ف٢٠ ۽ جيڪو پنهنجو مُنهن الله جي طرف جُهڪائي ف٢١ ۽ هجي نيڪوڪار پوءِ بيشڪ اهو چنبڙي پيو

بِالْعُرْوَةِ الْوُثْقٰى ؕ وَاِلَى اللّٰهِ عَاقِبَةُ الْاُمُوْرِ ﴿٢٢﴾ وَمَنْ كَفَرَ فَلَا يَحْزُنْكَ

مضبوط ڪڙي سان ۽ الله جي ئي طرف آهي سمورن ڪمن جي نهايت. ۽ جيڪو ڪفر ڪري پوءِ تو کي ف٢٢ غمناڪ نه ڪري

كُفْرُهٗ ؕ اِلَيْنَا مَرْجِعُهُمْ فَنُنَبِّئُهُمْ بِمَا عَمِلُوْا ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَلِيْمٌۢ بِذَاتِ

سندس ڪفر انهن کي اسان جي طرف ئي موٽڻو آهي اسان انهن کي خبر ڏينداسين سندن عملن جي ف٢٣ بيشڪ الله دلين جي ڳالھ

الصُّدُوْرِ ﴿٢٣﴾ نُمَتِّعُهُمْ قَلِيْلًا ثُمَّ نَضْطَرُّهُمْ اِلٰى عَذَابٍ غَلِيْظٍ ﴿٢٤﴾

ڄاڻي ٿو. اسان انهن کي ڪجھ نفعو ڏينداسين ف٢٤ پوءِ انهن کي بيوس ڪري سخت عذاب جي طرف ورڻي وينداسين. ف٢٥

وَلَئِنْ سَاَلْتَهُمْ مَّنْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ لَيَقُوْلُنَّ اللّٰهُ ؕ قُلِ

۽ جيڪڏهن تون انهن کان پڇين ته آسمان ۽ زمين ڪنهن ناهيا ته ضرور چوندا الله، تون فرماءِ

الْحَمْدُ لِلّٰهِ ؕ بَلْ اَكْثَرُهُمْ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿٢٥﴾ لِلّٰهِ مَا فِى السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ

سمورين خوبين الله جي واسطي ف٢٦ بلڪ انهن مان گهڻا ڄاڻن نه ٿا. الله جو ئي آهي جو ڪجھ آسمانن ۽ زمين ۾ آهي

اِنَّ اللّٰهَ هُوَ الْغَنِىُّ الْحَمِيْدُ ﴿٢٦﴾ وَلَوْ اَنَّ مَا فِى الْاَرْضِ مِنْ شَجَرَةٍ اَقْلَامٌ

ف٢٧ بيشڪ الله ئي بي نياز سمورين خوبين ۾ ساراهيل آهي ۽ جيڪڏهن زمين جا سمورا وڻ قلم ٿي وڃن ۽ سمنڊ ان جي

وَّالْبَحْرُ يَمُدُّهٗ مِنْۢ بَعْدِهٖ سَبْعَةُ اَبْحُرٍ مَّا نَفِدَتْ كَلِمٰتُ اللّٰهِ ؕ اِنَّ

مس ٿئي ان جي پٺيان ست سمنڊ ٻيا هجن ف٢٨ پوءِ به الله جا ڪلمان ختم نه ٿيندا ف٤٩ بيشڪ

اللّٰهَ عَزِيْزٌ حَكِيْمٌ ﴿٢٧﴾ مَا خَلْقُكُمْ وَلَا بَعْثُكُمْ اِلَّا كَنَفْسٍ وَّاحِدَةٍ ؕ اِنَّ اللّٰهَ

الله عزت ۽ حڪمت وارو آهي. توهان سڀني کي پيدا ڪرڻ ۽ قيامت ۾ اٿارڻ ايئن آهي جيئن هڪڙي شاکي پيدا ڪرڻ ف٥٠

سَمِيْعٌۢ بَصِيْرٌ ﴿٢٨﴾ اَلَمْ تَرَ اَنَّ اللّٰهَ يُوْلِجُ الَّيْلَ فِى النَّهَارِ وَيُوْلِجُ النَّهَارَ

بيشڪ الله ٻڌي ڏسي ٿو. اي ٻڌندڙ! ڇا تو نه ڏٺو الله رات آڻي ٿو ڏينهن جي حصي ۾ ۽ ڏينهن ڪري ٿو

فِى الَّيْلِ وَسَخَّرَ الشَّمْسَ وَالْقَمَرَ ؗ كُلٌّ يَّجْرِىْٓ اِلٰٓى اَجَلٍ مُّسَمًّى

رات جي حصي ۾ ف٥١ ۽ ان سج ۽ چنڊ کي ڪم ۾ لڳائي ڇڏيو ف٥٢ هر هڪ، هڪ مقرر مدت تائين هلي ٿو ف٥٣ ۽ هي ته الله توهان جي ڪمن

وَّاَنَّ اللّٰهَ بِمَا تَعْمَلُوْنَ خَبِيْرٌ ﴿٢٩﴾ ذٰلِكَ بِاَنَّ اللّٰهَ هُوَ الْحَقُّ وَاَنَّ مَا

کان خبردار آهي. ۽ هي ان لاءِ ته الله ئي حق آهي ف٥٤ ۽ ان کان سواءِ



ف٢٠ تڏهن به اهي پنهنجن ابن ڏاڏن جي پيروي ڪندا ويندا. ف٢١ خالص دين ان جي لاءِ قبول ڪري ان جي عبادت ۾ مشغول ٿئي، پنهنجا ڪم ان جي حوالي ڪري، انهيءَ تي ڀروسو ڪري. ف٢٢ اي محبوب سيد الانبياء صلى الله تعالىٰ عليه وسلم! ف٢٣ يعني اسان انهن کي سندن عملن جي سزا ڏينداسون. ف٢٤ يعني ٿوري مهلت ڏينداسون ته جيئن اهي دُنيا جا مزا حاصل ڪن. ف٢٥ آخرت ۾ اهو دوزخ جو عذاب آهي. جنهن کان اهي ڇوٽڪارو نه لهندا. ف٢٦ هي سندن اقرار تي کين الزام ڏيڻ آهي ته جنهن آسمان ۽ زمين پيدا ڪيو، اهو واحد لاشريڪ له آهي. پوءِ واجب ٿيو ته ان کان سواءِ ڪنهن ٻئي جي عبادت نه ڪئي وڃي. ف٢٧ سڀ ان جي مملوڪ مخلوق ۽ ٻانها آهن پوءِ ان کان سواءِ ڪو عبادت جو لائق نه آهي. ف٢٨ ۽ ساري خلق الله تعالىٰ جي ڪلمات کي لکي ۽ اهي سمورا قلم ۽ انهن سڀني سمنڊن جي مس ختم ٿي وڃي. ف٢٩ ڇو ته معلومات الاهيه غير متناهي آهي. شان نزول:- جڏهن محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن هجرت ڪري مدينه طيبه تشريف فرما ٿيا تڏهن يهودين جي عالمن ۽ احبار سندن خدمت ۾ حاضر ٿي ڪري چيو ته اسان ٻڌو آهي ته توهان فرمايو ٿا ته وَمَآ اُوْتِيْتُمْ مِّنَ الْعِلْمِ اِلَّا قَلِيْلًا يعني توهان کي ٿورو علم ڏنو ويو. پوءِ ان مان مُراد توهان جي پنهنجي قوم. فرمايائون سڀ مُراد آهن. انهن چيو ڇا توهان جي ڪتاب ۾ هي نه آهي ته اسان کي توريت ڏنو ويو آهي، جنهن ۾ هر شيءِ جو علم آهي. حضور جن فرمايو ته هر شيءِ جو علم به علم الاهي جي حضور ۾ ٿورو آهي ۽ توهان کي ته الله تعالىٰ ايترو علم ڏنو آهي جو ان تي عمل ڪريو ته نفعو حاصل ڪريو. انهن چيو توهان ڪيئن اهو خيال فرمايو ٿا، توهان جو قول ته هي آهي ته جنهن کي حڪمت ڏني وئي، ان کي خير ڪثير ڏنو ويو. پوءِ علم قليل ۽ خير ڪثير ڪيئن گڏ ٿيا، ان تي هيءَ آيت نازل ٿي. ان تقدير تي هيءَ آيت مدني ٿيندي. هڪ قول هي به آهي ته يهودين قريشن کي چيو هو ته مڪي وڃي ڪري محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن سان هن نموني جو ڪلام ڪن. هڪ قول هي آهي ته مُشرڪن هي چيو هو ته قرآن ۽ جيڪي ڪجھ محبوب مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن آڻن ٿا، اهو عنقريب پورو ٿي ويندو پوءِ قصو ختم. ان تي الله تعالىٰ هيءَ آيت نازل فرمائي. ف٥٠ الله تعالىٰ تي ڪجھ ڏکيو نه آهي. ان جي قدرت هيءَ آهي ته هڪ ڪُن سان سڀني کي پيدا ڪري ڇڏي. ف٥١ يعني هڪ کي گهٽائي، ٻئي کي وڌائي ڪري ۽ جيڪو وقت هڪ مان گهٽائي ٿو ان کي ٻئي ۾ وڌائي ڇڏي ٿو. ف٥٢ ٻانهن جي فائدي جي لاءِ. ف٥٣ يعني قيامت جي ڏينهن تائين يا پنهنجن پنهنجن مقرر وقتن تائين، سج آخر سال تائين ۽ چنڊ مهيني جي پڇاڙي تائين. ف٥٤ اهو ئي انهن ذڪر ڪيل شين تي قادر آهي ته پوءِ اهو ئي عبادت جو حقدار آهي.

يَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِهِ الْبَاطِلُ وَاَنَّ اللّٰهَ هُوَ الْعَلِيُّ الْكَبِيْرُ ﴿٣٠﴾ اَلَمْ تَرَ

جن جي پوڄا ڪن ٿا سمورا باطل آهن وف ٥٥ ۽ هن لاءِ ته الله ئي بلند بزرگي وارو آهي. ڇا تو نه ڏٺو ته ٻيڙي

اَنَّ الْفُلْكَ تَجْرِيْ فِي الْبَحْرِ بِنِعْمَتِ اللّٰهِ لِيُرِيَكُمْ مِّنْ اٰيٰتِهٖ ؕ اِنَّ فِيْ

درياءَ ۾ هلي ٿي الله جي فضل سان وف ٥٦ جيئن اهو توهان کي پنهنجون ڪجهه وف ٥٧ نشانيون ڏيکاري، بيشڪ

ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّكُلِّ صَبَّارٍ شَكُوْرٍ ﴿٣١﴾ وَاِذَا غَشِيَهُمْ مَّوْجٌ كَالظُّلَلِ دَعَوُا

ان ۾ نشانيون آهن هر وڏي صبر ڪندڙ شڪرگذار جي واسطي. وف ٥٨ ۽ جڏهن انهن تي وف ٥٩ اچي ٿي ڪا موج پهاڙن جهڙي

اللّٰهَ مُخْلِصِيْنَ لَهُ الدِّيْنَ ۚ فَلَمَّا نَجّٰىهُمْ اِلَى الْبَرِّ فَمِنْهُمْ مُّقْتَصِدٌ ؕ

ته الله کي پڪارين ٿا آهن فقط انهيءَ تي عقيدو رکندي پوءِ جڏهن انهن کي خشڪي جي طرف بچائي آڻي ٿو پوءِ انهن مان ڪو وچٿري واٽ

وَمَا يَجْحَدُ بِاٰيٰتِنَاۤ اِلَّا كُلُّ خَتَّارٍ كَفُوْرٍ ﴿٣٢﴾ يٰۤاَيُّهَا النَّاسُ اتَّقُوْا رَبَّكُمْ

تي رهي ٿو وف ٦١ ۽ اسان جي آيتن جو انڪار نه ڪندو مگر هر وڏو بي وفا ناشڪر. اي انسانو! وف ٦٢ پنهنجي رب کان ڊڄو

وَاخْشَوْا يَوْمًا لَّا يَجْزِيْ وَالِدٌ عَنْ وَّلَدِهٖ ۫ وَلَا مَوْلُوْدٌ هُوَ جَازٍ عَنْ وَّالِدِهٖ

۽ ان ڏينهن جو خوف ڪريو جنهن ۾ ڪو به پيءُ پنهنجي پٽ جي ڪم نه ايندو ۽ نه ڪو ڪمائو پٽ پنهنجي پيءُ کي ڪو نفعو ڏيندو وف ٦٣

شَيْـًٔا ؕ اِنَّ وَعْدَ اللّٰهِ حَقٌّ فَلَا تَغُرَّنَّكُمُ الْحَيٰوةُ الدُّنْيَا ٙ وَلَا يَغُرَّنَّكُمْ

بيشڪ الله جو واعدو سچو آهي وف ٦٤ پوءِ هرگز توهان کي ڌوڪو نه ڏي دنيا جي زندگي وف ٦٥ ۽ هرگز توهان کي الله جي حلم تي

بِاللّٰهِ الْغَرُوْرُ ﴿٣٣﴾ اِنَّ اللّٰهَ عِنْدَهٗ عِلْمُ السَّاعَةِ ۚ وَيُنَزِّلُ الْغَيْثَ ۚ

ڌوڪو نه ڏي اهو وڏو فريبي. وف ٦٦ بيشڪ الله وٽ آهي قيامت جو علم وف ٦٧ ۽ لاهي ٿو بارش ۽

وَيَعْلَمُ مَا فِي الْاَرْحَامِ ؕ وَمَا تَدْرِيْ نَفْسٌ مَّاذَا تَكْسِبُ غَدًا ؕ وَ

ڄاڻي ٿو جو ڪجهه مائرن جي پيٽ ۾ آهي ۽ ڪنهن به ساهه کي علم نه آهي ته سڀاڻي اهو ڇا ڪمائيندو ۽ نه ئي ساهه کي ڄاڻ آهي

مَا تَدْرِيْ نَفْسٌ بِاَيِّ اَرْضٍ تَمُوْتُ ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَلِيْمٌ خَبِيْرٌ ﴿٣٤﴾

ته اهو ڪهڙي زمين ۾ مرندو الله ڄاڻڻ وارو ٻڌائيندڙ آهي. وف ٦٨

سُوْرَةُ السَّجْدَةِ مَكِّيَّةٌ ٣٢ — ٥ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ — اٰيَاتُهَا ٣٠ — رُكُوْعَاتُهَا ٣

سورة سجده مڪي آهي هن ۾ الله نهايت مهربان باجهاري جي نالي سان (شروع) وف ١ ٽيهه آيتون ۽ ٽي رڪوع آهن

الٓمّٓ ﴿١﴾ تَنْزِيْلُ الْكِتٰبِ لَا رَيْبَ فِيْهِ مِنْ رَّبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٢﴾ اَمْ يَقُوْلُوْنَ

ڪتاب جو نازل ڪرڻ وف ٢ بيشڪ پروردگار عالم جي طرف کان آهي، ڇا چون ٿا وف ٣ ان جو

ع ٣ / ١١ / ١٢

وف ٥٥ فنا ٿيڻ وارا ۽ انهن مان ڪو به عبادت جو حقدار نه آهي نه ئي ٿي سگهي. وف ٥٦ ان جي رحمت ۽ ان جي احسان سان. وف ٥٧ قدرت جي عجائب جون. وف ٥٨ جيڪو مصيبتن تي صبر ڪري ۽ الله تعالىٰ جي نعمتن جو شڪرگذار ٿئي. صبر ۽ شڪر اهي ٻئي مؤمن جون وصفون آهن. وف ٥٩ يعني ڪافرن تي. وف ٦٠ ۽ ان جي حضور ۾ عاجزي ۽ زاري ڪن ٿا ۽ انهيءَ کان دعاءِ التجا. ان وقت ماسوا کي وساري ڇڏن ٿا. وف ٦١ پنهنجي ايمان ۽ خلوص تي قائم رهي ٿو ۽ ڪفر جي طرف نه ٿو موٽي. شانِ نزول:- چيو ويو آهي ته هيءَ آيت عڪرمه بن ابوجهل جي حق ۾ نازل ٿي، جنهن سال مڪه مڪرمه جي فتح ٿي ته اهو سمنڊ جي طرف ڀڄي ويو، اتي مخالف هوا گهيرو ڪيس ۽ خطري ۾ پئجي ويو ته پوءِ عڪرمه چيو ته جيڪڏهن الله تعالىٰ اسان کي هن خطري کان ڇوٽڪارو ڏئي ته مان ضرور محبوب سيدعالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿي هٿ مبارڪ ۾ هٿ ڏيئي اطاعت ڪندس. الله تعالىٰ ڪرم فرمايو هوا بيهي رهي ۽ عڪرمه مڪه مڪرمه ڏانهن واپس اچي اسلام آندو ۽ تمام مخلصانه اسلام آندائين ۽ ڪي انهن مان اهڙا هئا جن وعدو پورو نه ڪيو. تن جي متعلق ايندڙ جملي ۾ ارشاد ٿئي ٿو. وف ٦٢ يعني اي مڪي وارؤ! وف ٦٣ قيامت جي ڏينهن هر انسان نفسي نفسي چوندو رهوندو ۽ پيءُ پٽ جي ۽ پٽ پيءُ جي ڪم نه اچي سگهندو. نه ڪافرن جي مسلمان اولاد انهن کي فائدو پهچائي سگهندي، نه مسلمان والدين ڪافر اولاد کي. وف ٦٤ اهڙو ڏينهن ضرور اچڻو آهي ۽ بعث حساب ۽ جزا جو وعدو پورو ٿيڻو آهي. وف ٦٥ جنهن جون سموريون نعمتون ۽ لذتون فاني، جو انهن جا عاشق ٿي ايمان جي لازوال نعمت کان محروم رهجي وڃو. وف ٦٦ يعني شيطان تمام ڏور انهين اميدن ۾ وجهي گناهن ۽ نافرمانين ۾ مبتلا نه ڪري. وف ٦٧ شانِ نزول:- هيءَ آيت حارث بن عمرو جي حق ۾ نازل ٿي، جنهن محبوب حضرت نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي خدمت قدسيه ۾ حاضر ٿي قيامت جو وقت معلوم ڪيو هو ۽ هي چيو هو ته مان پوک پوکي آهي، خبر ڏيو ته برسات ڪڏهن ايندي ۽ منهنجي گهرواري حامله آهي، مون کي ٻڌايو ته ان جي پيٽ ۾ ڇو ڪرو آهي يا ڇوڪري؟ ۽ هي ته مون کي معلوم آهي ته ڪالهه مان ڇا ڪيو هو، هي مون کي ٻڌايو ته سڀاڻي مان ڇا ڪندس※. ان جي جواب ۾ هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي. وف ٦٨ جنهن کي گهري پنهنجن ولين ۽ پنهنجن محبوبن مان انهن کي خبردار ڪري. هن آيت ۾ جن پنجن شين جي علم جي خصوصيت الله تعالىٰ سان بيان فرمائي وئي ۽ انهن جي نسبت سورة جن ۾ ارشاد ٿيو عٰلِمُ الْغَيْبِ فَلَا يُظْهِرُ عَلٰى غَيْبِهٖۤ اَحَدًا ۙ اِلَّا مَنِ ارْتَضٰى مِنْ رَّسُوْلٍ. مطلب هي ته الله تعالىٰ جي ٻڌائڻ کان سواءِ انهن شين جو علم ڪنهن کي نه آهي ۽ الله تعالىٰ پنهنجن محبوبن مان جنهن کي چاهي ۽ ٻڌائي ۽ پنهنجن پسنديده رسولن کي ٻڌائڻ جي خبر خود اُن سورة جن ۾ ڏني آهي، خلاصو هي آهي ته علم غيب الله تعالىٰ سان خاص آهي ۽ نبين ۽ ولين سڳورن کي غيب جو علم الله تعالىٰ جي تعليم سان معجزي ۽ ڪرامت جي طريقي سان عطا ٿئي ٿو. هي ان خاص هجڻ جي منافي نه آهي ۽ گهڻيون آيتون ۽ حديثون ان تي دلالت ڪن ٿيون. مينهن جو وقت ۽ حمل ۾ ڇا آهي ۽ سڀاڻي ڇا ڪري ۽ ڪٿي مرندو ۽ انهن امرن جون خبرون گهڻائي سان نبين ۽ ولين سڳورن ڏنيون آهن ۽ قرآن ۽ حديث مان ثابت آهن. حضرت ابراهيم عليه السلام کي ملائڪن حضرت اسحاق عليه السلام جي پيدا ٿيڻ جي ۽ حضرت زڪريا عليه السلام کي حضرت يحيٰى عليه السلام جي پيدا ٿيڻ جي※ خبر ڏني انهن ملائڪن کي به اڳي ئي معلوم هو ته انهن حملن ۾ ڇا آهي ۽ انهن سڳورن کي به، جن کي ملائڪن اطلاع ڏنو هو ۽ انهن سڀني جو ڄاڻڻ قرآن ڪريم مان ثابت آهي پوءِ آيت جي معنيٰ قطعًا هيءَ ئي آهي ته الله تعالىٰ جي ٻڌائڻ کان سواءِ ڪو به نه ٿو ڄاڻي. هن جي معنيٰ هي وٺڻ ته الله تعالىٰ جي ٻڌائڻ سان به ڪو نه ٿو ڄاڻي صرف باطل ۽ سوين آيتن ۽ حديثن جي خلاف آهي (خازن، بيضاوي، احمدي، روح البيان وغيره) وف ١ سورة سجدة مڪي آهي ٽن آيتن کان سواءِ جيڪي اَفَمَنْ كَانَ مُؤْمِنًا کان شروع ٿين ٿيون. هن سورة ۾ ٽيهه آيتون، ٽي رڪوع، ٽي سئو اسي ڪلما ۽ هڪ هزار پنج سئو ارڙهن حرف آهن. وف ٢ يعني قرآن ڪريم جو معجزو ڪري هن طرح ته ان جي مثل هڪ سورت يا ننڍي عبارت ناهڻ کان سمورا فصيح ۽ بليغ عاجز ٿي ويا. وف ٣ مشرڪ ته هي مقدس ڪتاب.

ع ٤ / ١٣

※ هي نہ مان ڄاڻان ٿو تہ مان ڪٿي پيدا ٿيس مون کي هي ٻڌايو تہ مان ڪٿي مرندس.

※ ۽ حضرت مريم کي حضرت عيسىٰ عليه السلام جي پيدا ٿيڻ جي

افْتَرٰىهُ ۚ بَلْ هُوَ الْحَقُّ مِنْ رَّبِّكَ لِتُنْذِرَ قَوْمًا مَّآ اَتٰىهُمْ مِّنْ نَّذِيْرٍ

ناهيل آهي وٓ بلڪ اهو ئي حق آهي تنهنجي رب جي طرفان جوتون ڊيڄارين اهڙن ماڻهن کي جن وٽ تو کان اڳ ڪو

مِّنْ قَبْلِكَ لَعَلَّهُمْ يَهْتَدُوْنَ ﴿۳﴾ اَللّٰهُ الَّذِيْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَ

ڊيڄاريندڙ نه آيو وٓ من اهي واٽ لهن. الله آهي جنهن خلقيو آسمانن ۽ زمين کي ۽

الْاَرْضَ وَمَا بَيْنَهُمَا فِيْ سِتَّةِ اَيَّامٍ ثُمَّ اسْتَوٰى عَلَى الْعَرْشِ ؕ

جو ڪجھ انهن جي وچ ۾ آهي ڇهن ڏينهن ۾ پوءِ عرش تي استوا فرمايائين وٓ

مَا لَكُمْ مِّنْ دُوْنِهٖ مِنْ وَّلِيٍّ وَّلَا شَفِيْعٍ ؕ اَفَلَا تَتَذَكَّرُوْنَ ﴿۴﴾ يُدَبِّرُ

ان کي ڇڏي نه توهان جو ڪو حمايتي آهي ۽ نه سفارشي ڪ پوءِ ڇا ڌيان نه ٿا ڏيو. ڪم جي تدبير (رٿ)

الْاَمْرَ مِنَ السَّمَآءِ اِلَى الْاَرْضِ ثُمَّ يَعْرُجُ اِلَيْهِ فِيْ يَوْمٍ كَانَ مِقْدَارُهٗۤ

فرمائي ٿو آسمان کان زمين تائين وٓ پوءِ ان جي طرف رجوع ڪندو وٓ ان ڏينهن

اَلْفَ سَنَةٍ مِّمَّا تَعُدُّوْنَ ﴿۵﴾ ذٰلِكَ عٰلِمُ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ الْعَزِيْزُ

جنهن جو اندازو هزار سال آهي توهان جي ڳڻپ ۾. وٓ اهي وٓ آهي هر ڳجھ ۽ ظاهر جو ڄاڻيندڙ

الرَّحِيْمُ ﴿۶﴾ الَّذِيْٓ اَحْسَنَ كُلَّ شَيْءٍ خَلَقَهٗ وَبَدَاَ خَلْقَ الْاِنْسَانِ

عزت ۽ رحمت وارو. اهو جنهن جيڪا شيءِ ٺاهي خوب ٺاهي وٓ ۽ انسان جي شروعاتي پيدائش

مِنْ طِيْنٍ ﴿۷﴾ ثُمَّ جَعَلَ نَسْلَهٗ مِنْ سُلٰلَةٍ مِّنْ مَّآءٍ مَّهِيْنٍ ﴿۸﴾ ثُمَّ

مٽيءَ مان فرمايائين وٓ پوءِ ان جي نسل کي جاري رکيائين هڪ بيقدر پاڻي جي خلاصي مان وٓ

سَوّٰىهُ وَنَفَخَ فِيْهِ مِنْ رُّوْحِهٖ وَجَعَلَ لَكُمُ السَّمْعَ وَالْاَبْصَارَ وَ

پوءِ ان کي ٺيڪ ڪيائين ۽ ان ۾ پنهنجي طرف جو روح ڦوڪيائين وٓ ۽ توهان کي عطا فرمايائين ڪن ۽

الْاَفْـِٕدَةَ ؕ قَلِيْلًا مَّا تَشْكُرُوْنَ ﴿۹﴾ وَقَالُوْٓا ءَاِذَا ضَلَلْنَا فِي الْاَرْضِ

اکيون ۽ دل وٓ ڪهڙو ٿورو ٿا شڪر ڪريو وٓ ۽ چيائون ڇا جڏهن اسان مٽيءَ ۾ ملي ويندا سين

ءَاِنَّا لَفِيْ خَلْقٍ جَدِيْدٍ ؕ بَلْ هُمْ بِلِقَآئِ رَبِّهِمْ كٰفِرُوْنَ ﴿۱۰﴾ قُلْ

وٓ ڇا وري نئون پيدا ٿينداسين بلڪ اهي پنهنجي رب جي حضور حاضري کان انڪاري آهن. وٓ تون فرماءِ

يَتَوَفّٰىكُمْ مَّلَكُ الْمَوْتِ الَّذِيْ وُكِّلَ بِكُمْ ثُمَّ اِلٰى رَبِّكُمْ تُرْجَعُوْنَ ﴿۱۱﴾ ع

توهان کي وفات ڏيندو آهي موت جو ملائڪ جيڪو توهان تي مقرر آهي وٓ پوءِ پنهنجي رب جي طرف واپس موٽندؤ وٓ

ع ۱ / ۱۱ / ۱۴



وٓ يعني محبوب سيد الانبياء محمد مصطفیٰ صلى الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جيو.

وٓ اهڙن ماڻهن مان مُراد فترت جي زماني جا ماڻهو آهن، اهو زمانو حضرت عيسىٰ عليه السلام کان پوءِ محبوب سيد الانبياء صلى الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي بعثت مبارڪ تائين هو، جو ان زماني ۾ الله تعالیٰ جي طرف کان ڪو به رسول نه آيو.

وٓ جهڙو استوا ان جي شان جي لائق آهي.

وٓ يعني اي ڪافرن جا ٽولا! جڏهن توهان الله تعالیٰ جي رضا جي واٽ اختيار نه ڪريو ۽ ايمان نه آڻيو ته پوءِ نه توهان کي ڪو مددگار ملندو جيڪو توهان جي مدد ڪري سگهي، نه ڪو شفيع، جيڪو توهان جي شفاعت ڪري.

وٓ يعني قيامت تائين ٿيڻ وارن ڪمن جي پنهنجي حڪم ۽ امر ۽ پنهنجي قضاءِ قدر سان. (دنيا جي)

وٓ امر ۽ تدبير دنيا جي فنا کان پوءِ.

وٓ يعني دنيا جي ڏينهن جي حساب سان ۽ اهو ڏينهن قيامت جو ڏينهن آهي، قيامت جي ڏينهن جي ديگهه کي ڪافرن جي لاءِ هزار سال جي برابر ٿيندي ۽ ڪن جي لاءِ پنجاهه هزار سالن جي برابر، جيئن ته سورة معارج ۾ تَعْرُجُ الْمَلٰٓئِكَةُ وَالرُّوْحُ اِلَيْهِ فِيْ يَوْمٍ كَانَ مِقْدَارُهٗ خَمْسِيْنَ اَلْفَ سَنَةٍ ۽ مؤمن تي اهو ڏينهن هڪ فرض نماز جي وقت کان به هلڪو ٿيندو، جيڪو دنيا ۾ پڙهندو هو. جيئن ته حديث شريف ۾ وارد ٿيو.

وٓ خالق مدبر جل جلالهٗ.

وٓ حڪمت جي تقاضا موافق ٺاهيائين هر جاندار کي اها صورت ڏنائين جيڪا ان جي لاءِ بهتر آهي ۽ ان کي اهڙا عضوا عطا فرمايائين، جيڪي ان جي گذران جي لاءِ مناسب آهن.

وٓ حضرت آدم عليه السلام کي ان مان ٺاهي.

وٓ يعني نطفي مان.

وٓ ۽ ان کي بي حس، بي جان هجڻ کان پوءِ حساس ۽ جاندار ڪيائين.

وٓ ته جيئن توهان ٻڌو، ڏسو ۽ سمجهو.

وٓ بعث جا منڪر.

وٓ ۽ مٽي ٿي وينداسون ۽ اسان جا جُزا مٽي کان جُدا نه رهندا.

وٓ يعني موت کان پوءِ اٿڻ ۽ زنده ٿيڻ جو انڪار ڪري اُهي هن انتها تائين پهتا آهن جو پيدا ٿيڻ جي سڀني امورجا انڪاري آهن ايستائين جو رب پاڪ جي حضور ۾ حاضر ٿيڻ جا به. وٓ ان ملائڪ جو نالو عزرائيل آهي ۽ اهو الله تعالیٰ جي طرف کان روحن قبض ڪرڻ تي مقرر ٿيل آهي، پنهنجي ڪم ۾ ڪجهه غفلت نه ٿو ڪري، جنهن جو وقت اچي وڃي ٿو، بنا دير جي ان جو روح قبض ڪري وٺي ٿو. روايت ٿيل آهي ته ملڪ الموت جي لاءِ دُنيا هٿ جي ترِي وانگر ڪئي وئي آهي ته پوءِ اهو اوڀر اولهه جي مخلوق جا روح بغير تڪليف جي قبض ڪري وٺي ٿو ۽ رحمت ۽ عذاب جا گهڻا ملائڪ ان جا ماتحت آهن وٓ ۽ حساب ۽ جزا جي لاءِ زنده ڪري اٿاريا ويندؤ.

وَلَوْ تَرٰٓى اِذِ الْمُجْرِمُوْنَ نَاكِسُوْا رُءُوْسِهِمْ عِنْدَ رَبِّهِمْ ؕ رَبَّنَآ اَبْصَرْنَا

۽ جيڪڏهن تون ڏسين جڏهن مجرم ﴿٢٢﴾ پنهنجي رب جي اڳيان مٿرهيٺ جهڪائيندڙ هوندا ﴿٢٣﴾ اي اسان جا رب اسان هاڻي ڏسي ورتو

وَسَمِعْنَا فَارْجِعْنَا نَعْمَلْ صَالِحًا اِنَّا مُوْقِنُوْنَ ﴿١٢﴾ وَلَوْ شِئْنَا لَاٰتَيْنَا

﴿٢٤﴾ ۽ ٻڌو ﴿٢٥﴾ پوءِ اسان کي وري موڪل ته چڱا ڪم ڪريون اسان کي يقين اچي ويو ﴿٢٦﴾. ۽ جيڪڏهن اسان گهرون ها

كُلَّ نَفْسٍ هُدٰىهَا وَلٰكِنْ حَقَّ الْقَوْلُ مِنِّيْ لَاَمْلَئَنَّ جَهَنَّمَ مِنَ

ته هر ساهه کي سندس هدايت فرمايون ها ﴿٢٧﴾ مگر منهنجي ڳالهه پڪي ٿي چڪي ته ضرور جهنم کي ڀريندس انهن

الْجِنَّةِ وَالنَّاسِ اَجْمَعِيْنَ ﴿١٣﴾ فَذُوْقُوْا بِمَا نَسِيْتُمْ لِقَآءَ يَوْمِكُمْ هٰذَا ۚ

جنن ۽ ماڻهن سمورن مان ﴿٢٨﴾. هاڻي چکو بدلو ان جو جو توهان پنهنجي هن ڏينهن جي حاضري وساري هئي

اِنَّا نَسِيْنٰكُمْ وَذُوْقُوْا عَذَابَ الْخُلْدِ بِمَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ﴿١٤﴾ اِنَّمَا يُؤْمِنُ

﴿٢٩﴾ اسان توهان کي ڇڏي ڏنو ﴿٣٠﴾ هاڻي هميشه جو عذاب چکو پنهنجي عملن جي بدلي. اسان جي آيتن تي ته اهي ئي

بِاٰيٰتِنَا الَّذِيْنَ اِذَا ذُكِّرُوْا بِهَا خَرُّوْا سُجَّدًا وَّسَبَّحُوْا بِحَمْدِ

ايمان آڻيندا آهن جو جڏهن انهن کي اهي ياد ڏياريون وڃن ٿيون ته سجدي ۾ ڪري پون ٿا ﴿٣١﴾ ۽ پنهنجي رب جي تعريف

رَبِّهِمْ وَهُمْ لَا يَسْتَكْبِرُوْنَ ۩ ﴿١٥﴾ تَتَجَافٰى جُنُوْبُهُمْ عَنِ الْمَضَاجِعِ يَدْعُوْنَ

ڪندي ان جي پاڪائي بيان ڪندا آهن ۽ وڏائي نه ڪندا آهن. انهن جا پاسا جدا هوندا آهن سمهڻ جي جاين کان

رَبَّهُمْ خَوْفًا وَّطَمَعًا ز وَّمِمَّا رَزَقْنٰهُمْ يُنْفِقُوْنَ ﴿١٦﴾ فَلَا تَعْلَمُ نَفْسٌ

﴿٣٢﴾ ۽ پنهنجي رب کي پڪاريندا آهن ڊڄندي اميد ڪندي ﴿٣٣﴾ ۽ اسان جي ڏنل مان ڪجهه خيرات ڪندا آهن. پوءِ ڪنهن به ساهه کي

مَّآ اُخْفِيَ لَهُمْ مِّنْ قُرَّةِ اَعْيُنٍ ۚ جَزَآءًۢ بِمَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿١٧﴾

معلوم نه آهي جيڪي اکين ٺارڻ (نعمتون) انهن جي لاءِ لڪائي رکيون ويون آهن ﴿٣٤﴾ سندن عملن جي انعام ۾ ﴿٣٥﴾

اَفَمَنْ كَانَ مُؤْمِنًا كَمَنْ كَانَ فَاسِقًا ؕ لَا يَسْتَوٗنَ ﴿١٨﴾ اَمَّا الَّذِيْنَ

پوءِ ڇا جيڪو ايمان وارو آهي سو ان وانگر ٿي ويندو جيڪو بي فرمان آهي ﴿٣٦﴾ اهي برابر نه آهن. جن ايمان آندو

اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ فَلَهُمْ جَنّٰتُ الْمَاْوٰى ۫ نُزُلًۢا بِمَا كَانُوْا

۽ چڱا ڪم ڪيائون انهن جي واسطي رهائش جا باغ آهن مهمان داري خاطر سندن عملن جي انعام ۾

يَعْمَلُوْنَ ﴿١٩﴾ وَاَمَّا الَّذِيْنَ فَسَقُوْا فَمَاْوٰىهُمُ النَّارُ ؕ كُلَّمَآ اَرَادُوْٓا اَنْ

﴿٣٧﴾. رهيا بي فرمان ﴿٣٨﴾ انهن جو ٺڪاڻو باهه آهي جڏهن به ان مان نڪرڻ جو ارادو ڪندا

---

﴿٢٢﴾ يعني ڪافر ۽ مُشرڪ.

﴿٢٣﴾ پنهنجي افعال ۽ ڪردار کان شرمنده ۽ پشيمان ٿي عرض ڪندا هوندا.

﴿٢٤﴾ مرڻ کان اٿڻ کي ۽ تنهنجي سزا جي وعدي جي صدق کي، جن جا اسان دنيا ۾ انڪاري هئاسين.

﴿٢٥﴾ تو کان تنهنجي رسول جي سچائي کي. پوءِ هاڻي دُنيا ۾.

﴿٢٦﴾ ۽ هاڻي اسان ايمان آڻيون، مگر ان وقت جو ايمان آڻڻ انهن کي ڪو به ڪم نه ڏيندو.

﴿٢٧﴾ ۽ ان تي اهڙو لطف ڪريون ها جو جيڪڏهن اهو ان کي اختيار ڪري ها ته ڪامياب ٿئي ها، پر اسان ائين نه ڪيوسين، ڇو ته اسان ڪافرن کي ڄاڻيندا هئاسين ته اهي ڪفر ئي اختيار ڪندا.

﴿٢٨﴾ جن ڪفر اختيار ڪيو ۽ جڏهن اهي جهنم ۾ داخل ٿيندا ته جهنم جو خازن انهن کي چوندو.

﴿٢٩﴾ ۽ دُنيا ۾ ايمان نه آندو هيو.

﴿٣٠﴾ عذاب ۾، هاڻي توهان جي طرف واجهائڻ نه ٿيندو.

﴿٣١﴾ تواضع ۽ خشوع سان ۽ اسلام جي نعمت تي شڪرگذاري جي لاءِ.

﴿٣٢﴾ يعني آرام جي بسترن مان اٿن ٿا ۽ پنهنجي آرام ۽ راحت کي ڇڏي ڏين ٿا.

﴿٣٣﴾ يعني ان جي عذاب کان ڊڄن ٿا ۽ ان جي رحمت جي اميد رکن ٿا. هي تهجد ادا ڪرڻ وارن جي حالت جو بيان آهي، شانِ نزول: حضرت انس رضي الله تعالیٰ عنه فرمايو ته هيءَ آيت اسان انصارين جي حق ۾ نازل ٿي، جو اسان مغرب جي نماز پڙهي پنهنجي آرامگاهن تي نه ايندا هئاسين جيستائين محبوب حضرت پيغمبر ڪريم صلى الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن سان گڏ عشا جي نماز نه پڙهي وٺون.

﴿٣٤﴾ جنهن سان اهي راحتون لهندا ۽ انهن جون اکيون ٺڏيون ٿينديون.

﴿٣٥﴾ يعني انهن عبادتن جو جيڪي اُنهن دُنيا ۾ ادا ڪيون.

﴿٣٦﴾ يعني ڪافر آهي. شانِ نزول: حضرت علي المرتضیٰ ڪرم الله تعالیٰ وجهه الڪريم سان وليد بن عُقبه بن ابي معيط ڪنهن ڳالهه ۾ جهڳڙو ڪري رهيو هو. گفتگو جي دوران چوڻ لڳو خاموش ٿي وڃ، تون ڇوڪرو آهين، مان پوڙهو آهيان، مان گهڻو زبان دراز آهيان، منهنجي نيزي جي اڻي توکان وڌيڪ تيز آهي، مان توکان وڌيڪ بهادر آهيان، مان وڏي گروهه وارو آهيان. حضرت علي المرتضیٰ رضي الله تعالیٰ عنه فرمايو خاموش تون فاسق آهين مراد هيءَ هئي ته جن ڳالهين تي تون ناز ڪرين ٿو، انسان جي لاءِ انهن مان ڪا به تعريف جي قابل نه آهي. انسان جو فضل ۽ شرف ايمان ۽ تقويٰ ۾ آهي، جنهن کي اها دولت نصيب نه آهي، سو انتهائي رذيل آهي. ڪافر مؤمن جي برابر نه ٿو ٿي سگهي. الله تعالیٰ حضرت علي المرتضیٰ رضي الله تعالیٰ عنه جي تصديق ۾ هيءَ آيت نازل فرمائي. ﴿٣٧﴾ يعني مؤمن صالحن جي جنت الماویٰ ۾ عزت ۽ اڪرام سان مهمان نوازي ڪئي ويندي. ﴿٣٨﴾ نافرمان ڪافر آهن.

يَّخْرُجُوْا مِنْهَآ اُعِيْدُوْا فِيْهَا وَقِيْلَ لَهُمْ ذُوْقُوْا عَذَابَ النَّارِ الَّذِيْ

ڊرڻ ان ۾ موٽايا ويندا ۽ انهن کي چيو ويندو چکو ان باھ جي سزا جنهن کي

كُنْتُمْ بِهٖ تُكَذِّبُوْنَ ﴿٢٠﴾ وَلَنُذِيْقَنَّهُمْ مِّنَ الْعَذَابِ الْاَدْنٰى دُوْنَ

توهان ڪوڙو چوندا هئو. ۽ ضرور اسان انهن کي چکائينداسي ڪجھ ويجهڙائي جو عذاب [39] ان وڏي عذاب کان

الْعَذَابِ الْاَكْبَرِ لَعَلَّهُمْ يَرْجِعُوْنَ ﴿٢١﴾ وَمَنْ اَظْلَمُ مِمَّنْ ذُكِّرَ

اڳ [40] جنهن کي ڏسڻ وارو اميد ڪري ته اهو موٽي ايندا. ۽ ان کان وڌيڪ ظالم ڪير آهي جنهن کي سندس رب جي آيتن سان

بِاٰيٰتِ رَبِّهٖ ثُمَّ اَعْرَضَ عَنْهَا ؕ اِنَّا مِنَ الْمُجْرِمِيْنَ مُنْتَقِمُوْنَ ﴿٢٢﴾ وَ

نصيحت ڪئي وئي پوءِ ان انهيءَ کان مُنهن ڦيريو [41] بيشڪ اسان مجرمن کان بدلو وٺڻ وارا آهيون ۽ تحقيق اسان

لَقَدْ اٰتَيْنَا مُوْسَى الْكِتٰبَ فَلَا تَكُنْ فِيْ مِرْيَةٍ مِّنْ لِّقَآئِهٖ وَجَعَلْنٰهُ

موسىٰ کي ڪتاب [42] عطا فرمايو تو کي ان جي ملڻ ۾ شڪ نه ٿيڻ گهرجي [43] ۽ اسان ان کي [44]

هُدًى لِّبَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ ﴿٢٣﴾ وَجَعَلْنَا مِنْهُمْ اَئِمَّةً يَّهْدُوْنَ بِاَمْرِنَا

بني اسرائيل جي واسطي هدايت ڪيو. ۽ اسان انهن مان ڪي [45] امام ٺاهيا جو اسان جي حڪم سان رستو ڏيکارڻ

لَمَّا صَبَرُوْا ؕ۟ وَكَانُوْا بِاٰيٰتِنَا يُوْقِنُوْنَ ﴿٢٤﴾ اِنَّ رَبَّكَ هُوَ يَفْصِلُ بَيْنَهُمْ

[46] جڏهن انهن صبر ڪيو [47] ۽ اهي اسان جي آيتن تي يقين ڪندا هئا. بيشڪ توهان جو رب انهن ۾ فيصلو ڪري ڇڏيندو

يَوْمَ الْقِيٰمَةِ فِيْمَا كَانُوْا فِيْهِ يَخْتَلِفُوْنَ ﴿٢٥﴾ اَوَلَمْ يَهْدِ لَهُمْ كَمْ اَهْلَكْنَا

[48] قيامت جي ڏينهن جنهن ڳالھ ۾ اختلاف ڪندا هئا [49]. ۽ ڇا انهن کي [50] ان تي هدايت نه ٿي جو اسان انهن کان اڳي

مِنْ قَبْلِهِمْ مِّنَ الْقُرُوْنِ يَمْشُوْنَ فِيْ مَسٰكِنِهِمْ ؕ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ

ڪيتريون قومون [51] هلاڪ ڪري ڇڏيون جن جي گهرن ۾ اڄ اهي هلي رهيا آهن [52]

لَاٰيٰتٍ ؕ اَفَلَا يَسْمَعُوْنَ ﴿٢٦﴾ اَوَلَمْ يَرَوْا اَنَّا نَسُوْقُ الْمَآءَ اِلَى الْاَرْضِ

بيشڪ ان ۾ ضرور نشانيون آهن پوءِ ڇا اهي ٻُڌن نه ٿا [53]. ۽ ڇا انهن نه ڏٺو ته اسان پاڻي موڪليون ٿا سُڪي زمين جي طرف

الْجُرُزِ فَنُخْرِجُ بِهٖ زَرْعًا تَاْكُلُ مِنْهُ اَنْعَامُهُمْ وَاَنْفُسُهُمْ ؕ اَفَلَا

[54] پوءِ ان مان پوک ڪڍندا آهيون جنهن مان سندن چوپايا کائن ۽ پاڻ به

يُبْصِرُوْنَ ﴿٢٧﴾ وَيَقُوْلُوْنَ مَتٰى هٰذَا الْفَتْحُ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿٢٨﴾

[55] پوءِ ڇا انهن کي ڏسڻ ۾ نه ٿو اچي. [56] ۽ چون ٿا اهو فيصلو ڪڏهن ٿيندو جيڪڏهن توهان سچا آهيو [57]

ع ٢ / ١١ / ١٥ — الثلثة



[39] دنيا ۾ ئي قتل، گرفتاري ڏڪر ۽ بيماري وغيره ۾ مبتلا ڪري. اهڙي طرح ايئن ئي پيش آيو جو حضور محبوب سائين جن جي هجرت کان اڳ قريش بيماري ۽ مصيبتن ۾ گرفتار ٿيا ۽ هجرت کان پوءِ بدر ۾ قتل ٿيا، گرفتار ٿيا ۽ ستن سالن جي ڏڪر ۾ اهڙي سخت مصيبت ۾ مبتلا رهيا جو هڏا ۽ مُردار ۽ ڪُتا پڻ کائي ويا.

[40] يعني آخرت جي عذاب کان اڳ.

[41] ۽ آيتن ۾ غور نه ڪيائين ۽ انهن جي ظهور ۽ ارشاد مان فائدو نه ورتائين ۽ ايمان مان حصي وارو نه ٿيو.

[42] يعني توريت.

[43] حضرت موسىٰ عليه السلام کي ڪتاب جي ملڻ ۾ يا هي معنىٰ آهي ته حضرت موسىٰ عليه السلام جي ملڻ ۽ ان جي ملاقات ٿيڻ ۾ شڪ نه ڪريو. جهڙي طرح معراج واري رات حضور پُرنور محبوب اقدس صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي حضرت موسىٰ عليه السلام سان ملاقات ٿي، جيئن حديثن ۾ وارد آهي.

[44] يعني حضرت موسىٰ عليه السلام کي يا توريت کي.

[45] يعني بني اسرائيلن مان.

[46] ماڻهن کي خدا جي طاعت ۽ ان جي فرمانبرداري ۽ الله تعالىٰ جي دين ۽ ان جي شريعت جو اتباع، توريت جي احڪام جي تعميل ۽ اهي امام بني اسرائيلن جا نبي سڳورا هئا يا نبين سڳورن جا تابعدار.

[47] پنهنجي دين تي ۽ دشمنن جي طرفان پهچڻ وارين مصيبتن تي. فائدو: هن مان معلوم ٿيو ته صبر جو ڦل امامت ۽ اڳواڻي آهي.

[48] يعني نبين سڳورن ۽ انهن جي اُمتن ۾ يا مؤمنن ۽ مُشرڪن ۾.

[49] دين جي امور مان ۽ حق ۽ باطل وارن کي جُدا جُدا ممتاز ڪندو.

[50] يعني مڪي وارن کي.

[51] ڪيتريون اُمتون مثلاً عاد ۽ ثمود ۽ لوط جون قومون.

[52] يعني مڪي وارا جڏهن واپار جي سلسلي ۾ شام جو سفر ڪن ٿا ته انهن ماڻهن جي منزلن ۽ ڳوٺن رستان لنگهن ٿا ۽ انهن جي هلاڪت جا نشان ڏسن ٿا.

[53] جو عبرت حاصل ڪن ۽ نصيحت قبول ڪن.

[54] جنهن ۾ ساوڪ جو نالو نشان ئي نه آهي.

[55] چوپايا گاھ ۽ اهي پاڻ اناج.

[56] جو اهي هي ڏسي الله تعالىٰ جي ڪمال قدرت تي استدلال ڪن ۽ سمجهن ته جيڪو قادر برحق سُڪل زمين مان پوک ڪڍڻ تي قادر آهي، مُئلن کي زنده ڪرڻ ان جي قدرت کان ڪهڙو پري. [57] مسلمان چوندا هئا ته الله تعالىٰ اسان جي ۽ مُشرڪن جي وچ ۾ فيصلو فرمائيندو ۽ فرمانبردار ۽ نافرمان کي سندن عمل جي مطابق جزا ڏيندو. هن مان انهن جي مُراد هيءَ هئي ته اسان تي رحم ۽ ڪرم ڪندو ۽ ڪافرن ۽ مُشرڪن کي عذاب ۾ گرفتار ڪندو، ان تي ڪافر مسخري ۽ ٺٺولي ڪان چوندا هئا ته اهو فيصلو ڪڏهن ٿيندو ۽ ان جو وقت ڪڏهن ايندو ۽ الله تعالىٰ پنهنجي محبوب حبيب حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن کي ارشاد فرمائي ٿو.

قُلْ يَوْمَ الْفَتْحِ لَا يَنْفَعُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْٓا اِيْمَانُهُمْ وَلَا هُمْ يُنْظَرُوْنَ ﴿٢٩﴾

تون فرماءِ فيصلي جي ڏينهن ف۵۸ ڪافرن کي سندن ايمان آڻڻ فائدو نه ڏيندو ۽ نه ئي کين مهلت ملندي ف۵۹

فَاَعْرِضْ عَنْهُمْ وَانْتَظِرْ اِنَّهُمْ مُّنْتَظِرُوْنَ ﴿٣٠﴾

پوءِ انهن کان منهن ڦيري ڇڏ ۽ انتظار ڪر ف۶۰ بيشڪ انهن کي به انتظار ڪرڻو آهي. ف۶۱

سُوْرَةُ الْاَحْزَابِ مَدَنِيَّةٌ ٣٣ — ٩٠ | بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ | اٰيَاتُهَا ٧٣ — رُكُوْعَاتُهَا ٩

سورة احزاب مدني آهي ۽ هن ۾ الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف۱ ۽ ٽيهتر آيتون ۽ نو رڪوع آهن

يٰٓاَيُّهَا النَّبِيُّ اتَّقِ اللّٰهَ وَلَا تُطِعِ الْكٰفِرِيْنَ وَالْمُنٰفِقِيْنَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ

اي غيب جون خبرون ٻڌائيندڙ ف۲ (نبي) الله کان ائين ئي ڊڄ ۽ ڪافرن ۽ منافقن جي نه ٻڌ ف۳ بيشڪ الله

كَانَ عَلِيْمًا حَكِيْمًا ﴿١﴾ وَّاتَّبِعْ مَا يُوْحٰٓى اِلَيْكَ مِنْ رَّبِّكَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ

علم ۽ حڪمت وارو آهي. ۽ ان جي پيروي ڪر جيڪو تنهنجي رب جي طرف کان توکي وحي ٿئي ٿو، اي انسانو!

كَانَ بِمَا تَعْمَلُوْنَ خَبِيْرًا ﴿٢﴾ وَّتَوَكَّلْ عَلَى اللّٰهِ ؕ وَكَفٰى بِاللّٰهِ وَكِيْلًا ﴿٣﴾

الله توهان جي ڪمن کان باخبر آهي. ۽ اي محبوب تون الله تي ئي ڀروسو ڪر ۽ الله ڪافي آهي ڪارساز.

مَا جَعَلَ اللّٰهُ لِرَجُلٍ مِّنْ قَلْبَيْنِ فِيْ جَوْفِهٖ ۚ وَمَا جَعَلَ اَزْوَاجَكُمُ

الله ڪنهن ماڻهوءَ جي اندر ۾ ٻه دليون نه رکيون آهن ف۴ ۽ توهان جي انهن عورتن کي جن کي توهان ماءُ جي برابر

الّٰٓـِٔيْ تُظٰهِرُوْنَ مِنْهُنَّ اُمَّهٰتِكُمْ ۚ وَمَا جَعَلَ اَدْعِيَآءَكُمْ اَبْنَآءَكُمْ ؕ

چئو وجهو توهان جي ماءُ نه بنايا آئين ف۵ ۽ نه ئي توهان جي پٽيلن کي توهان جو پٽ بنايا آئين ف۶

ذٰلِكُمْ قَوْلُكُمْ بِاَفْوَاهِكُمْ ؕ وَاللّٰهُ يَقُوْلُ الْحَقَّ وَهُوَ يَهْدِي السَّبِيْلَ ﴿٤﴾

هي فقط توهان جي وات جي پنهنجي ڳالهه آهي ف۷ ۽ الله حق فرمائي ٿو ۽ اهو ئي وات ڏيکاري ٿو ف۸.

اُدْعُوْهُمْ لِاٰبَآئِهِمْ هُوَ اَقْسَطُ عِنْدَ اللّٰهِ ۚ فَاِنْ لَّمْ تَعْلَمُوْٓا اٰبَآءَهُمْ

انهن کي سندن پيءُ جي نسبت سان سڏيو ف۹ اهو الله وٽ وڌيڪ ٺيڪ آهي پر جيڪڏهن توهان کي انهن جا پيءُ معلوم نه هجن ف۱۰

فَاِخْوَانُكُمْ فِي الدِّيْنِ وَمَوَالِيْكُمْ ؕ وَلَيْسَ عَلَيْكُمْ جُنَاحٌ فِيْمَآ

ته پوءِ اهي توهان جا دين ۾ ڀائر آهن ۽ انسانيت ۾ توهان جا سٿ آهن ف۱۱ ۽ توهان تي ان ۾ ڪو گناهه نه آهي جو اڻ ڄاڻائي ۾

اَخْطَاْتُمْ بِهٖ ۙ وَلٰكِنْ مَّا تَعَمَّدَتْ قُلُوْبُكُمْ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا ﴿٥﴾

توهان کان صادر ٿيو ف۱۲ ها ئو اهو گناهه آهي جيڪو دل جي ارادي سان ڪيو ف۱۳ ۽ الله بخشڻهار مهربان آهي.

ف۵۸ جڏهن عذاب الاهي نازل ٿيندو. ف۵۹ توبه ۽ معذرت جي فيصلي جي ڏينهن مان يا قيامت جو ڏينهن مراد آهي يا فتح مڪه جو ڏينهن يا وري بدر جو ڏينهن. پهرين تقدير تي جيڪڏهن قيامت جو ڏينهن مراد هجي ته پوءِ ايمان جو نفع نه هجڻ ظاهر آهي؛ ڇو ته ايمان اهو ئي مقبول آهي، جيڪو دنيا ۾ هجي ۽ دنيا مان نڪرڻ کان پوءِ نه ايمان مقبول ٿيندو ۽ نه ايمان آڻڻ جي لاءِ دنيا ۾ واپس اچڻ حاصل ٿيندو ۽ جيڪڏهن فيصلي جي ڏينهن مان بدر جو ڏينهن يا فتح مڪه جو ڏينهن مراد هجي ته پوءِ معنيٰ هيءَ آهي ته جڏهن عذاب اچي وڃي ۽ اهي ماڻهو قتل ٿيڻ لڳن ته پوءِ قتل جي حالت ۾ انهن جو ايمان آڻڻ قبول نه ٿيندو ۽ ۽ نه عذاب مؤخر ڪري انهن کي مهلت ڏني ويندي. اهڙي طرح جڏهن مڪه مڪرمه فتح ٿيو ته بني ڪنانه جي قوم ڀڳي. حضرت خالد بن وليد جڏهن انهن کي گهيرو ڪيو ۽ انهن ڏٺو ته هاڻي قتل مان ڇوٽڪارو ڪونه آهي، جان ڇڏائڻ جي ڪا به اميد نه آهي ته انهن اسلام جو اظهار ڪيو. حضرت خالد قبول نه فرمايو ۽ انهن کي قتل ڪري ڇڏيائين. (جمل وغيره). ف۶۰ انهن تي عذاب نازل ٿيڻ جو. ف۶۱ بخاري ۽ مسلم شريف جي حديث ۾ آهي ته محبوب رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن جمعي جي ڏينهن فجر جي نماز ۾ هيءَ سورت (سورة سجده) ۽ سورة دهر پڙهندا هئا. ترمذي جي حديث ۾ آهي ته جيستائين حضور محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وسلم جن اها سورت ۽ سورة تَبٰرَكَ الَّذِيْ بِيَدِهِ الْمُلْكُ نه پڙهندا هئا ننڊ نه فرمائيندا هئا. حضرت ابن مسعود رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته سورة سجده قبر جي عذاب کان محفوظ رکي ٿي. (خازن ۽ مدارڪ) ٭٭٭ ف۱ سورة احزاب مدني آهي، هن ۾ نو رڪوع، ٽيهتر آيتون، هڪ هزار ٻه سؤ اسي ڪلما ۽ پنج هزار ست سؤ نوي حرف آهن. ف۲ يعني اسان جي طرف کان خبرون ڏيڻ وارا، اسان جي رازن جا امين، اسان جو خطاب اسان جي پيارن ٻانهن کي پهچائڻ وارا. الله تعاليٰ پنهنجي محبوب ۽ حبيب صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن کي "يا ايها النبيّ" سان خطاب فرمايو جنهن جي هيءَ معنيٰ آهي جيڪو ذڪر ڪيو ويو، پاڪ نالي سان. يا محمد (صلي الله عليه وسلم) فرمائي خطاب نه فرمايائين، جيئن ٻين نبين سڳورن کي خطاب فرمايو اٿس. هن مان سندن تڪريم ۽ سندن احترام ۽ سندن فضيلت عظميٰ جو ظاهر ڪرڻ مقصود آهي (مدارڪ).

ف۳ شان نزول:- ابو سفيان بن حرب، عڪرمه بن ابو جهل ۽ ابو الاعور سلمي جنگ احد کان پوءِ مدينه طيبه آيا ۽ منافقن جي سردار عبد الله بن اُبَيّ بن سلول وٽ مقيم ٿيا. حضور محبوب سيد الڪونين صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن سان گفتگو جي لاءِ امان حاصل ڪري انهن هي چيو ته توهان لات، عزيٰ ۽ منات وغيره بتن کي جن کي مشرڪ پنهنجو معبود سمجهن ٿا، ڪجهه نه فرمايو ۽ هي فرمايو ته انهن جي شفاعت انهن جي پوڄارين جي لاءِ آهي ۽ اسان توهان کي ۽ توهان جي رب کي ڪجهه نه چوندا سون. محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن کي انهن جي اها گفتگو تمام ناپسند لڳي ۽ مسلمانن انهن جي قتل جو ارادو ڪيو. محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن کين قتل جي اجازت نه ڏني ۽ فرمايائون ته مان انهن کي امان ڏيئي چڪو آهيان، ان ڪري قتل نه ڪريو، باقي مدينه شريف مان ڪڍي ڇڏيو - اهڙي طرح حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه انهن کي ڪڍي ڇڏيو، ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي. هن ۾ خطاب ته محبوب سيد الڪونين صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن کي آهي ۽ مقصد آهي ته پنهنجي امت کي فرمايو ته جڏهن محبوب نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن امان ڏني ته پوءِ توهان ان جا پابند رهو ۽ ان کي ٽوڙڻ جو ارادو نه ڪريو ۽ ڪافرن ۽ منافقن جي شريعت جي خلاف ڳالهه مڃيو. ف۴ جو هڪ ۾ الله تعاليٰ جو خوف هجي، ٻيو ٻئي ڪنهن جو. جڏهن هڪ ئي دل آهي ته پوءِ الله تعاليٰ کان ئي ڊڄي. شان نزول:- ابو معمر حميد فهري جي ياد داشت سٺي هئي، جيڪو ٻڌندو هو، سو ياد ڪري وٺندو هو. قريش چيو ته ان جون ٻه دليون آهن ۽ هر هڪ ۾ حضرت (سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وسلم) جن کان وڌيڪ سمجهه آهي. جڏهن بدر ۾ مشرڪ ڀڳا ته ابو معمر ان حالت ۾ ڀڳو جو جتي جو هڪ پاڏر ۾ ۽ هڪ پير ۾ انهيءَ حالت ۾ ابو سفيان مليس، ابو سفيان پڇيس ڪهڙو حال آهي؟ چيائين ماڻهو ڀڄي ويا. ابو سفيان پڇيس ته جتي جو هڪ پاڏر هٿ ۾ ۽ ٻيو پير ۾. چوڻ آهي چيائين ان جي مون کي خبر ئي نه آهي، مان ته ائين ٿو سمجهان ته ٻئي پير ۾ آهن. ان وقت قريشن کي معلوم ٿيو ته اگر ٻه دليون هجن ها ته پوءِ جتي جو هڪ پاڏر هٿ ۾ نه ڪٽي ها. هڪ قول هيءَ آهي ته منافق محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وسلم جن لاءِ ٻه دليون ٻڌايون هيون ۽ چوندا هئا ته سندن هڪ دل اسان سان گڏ آهي ۽ ٻي پنهنجي صحابين سان گڏ. جهالت جي زماني ۾ جڏهن ڪو پنهنجي عورت سان ظهار ڪندو هو ته اهي ماڻهو ان ظهار کي طلاق چوندا هئا ۽ ان عورت کي ان جي ماءُ قرار ڏيندا هئا ۽ جڏهن ڪو شخص ڪنهن کي پٽ چوندو هو ته ان کي حقيقي پٽ قرار ڏيئي ميراث جو شريڪ بنائيندا هئا ۽ ان جي زال کي پٽ چوڻ واري جي لاءِ صلبي پٽ جي گهرواري وانگر حرام سمجهندا هئا. انهن سڀني جي رد ۾ هيءَ آيت نازل ٿي. ف۵ يعني ظهار سان عورت ماءُ وانگر حرام نه ٿي ٿي وڃي. ظهار:- منڪوحه کي اهڙي عورت سان تشبيهه ڏيڻ جيڪا هميشه جي لاءِ حرام هجي ۽ اها تشبيهه اهڙي عضوي ۾ هجي جنهن کي ڏسڻ ۽ ڇهڻ جائز نه آهي مثلاً ڪنهن پنهنجي گهرواري کي هي چيو ته تون مون تي منهنجي ماءُ جي پٺي يا پيٽ وانگر آهين، ته پوءِ اهو مظاهر ٿي ويو. مسئلو:- ظهار سان نڪاح باطل نه ٿو ٿئي پر ڪفارو ادا ڪرڻ لازم ٿي وڃي ٿو ۽ ڪفاري ادا ڪرڻ کان اڳ عورت کان الڳ رهڻ ۽ ان کان فائدو حاصل نه ڪرڻ لازم آهي. مسئلو:- ظهار جو ڪفارو هڪ غلام جو آزاد ڪرڻ اگر اهو حاصل نه ٿئي ته پوءِ لڳولڳ ٻن مهينن جا روزا رکڻ جي اهو به نه ٿي سگهي ته پوءِ سٺ مسڪينن کي کاڌو کارائڻ آهي. مسئلو:- ڪفاري ادا ڪرڻ کان پوءِ عورت سان قربت ۽ فائدو حاصل ڪرڻ حلال ٿي وڃي ٿو (هدايه). ف۶ توڙي انهن کي ماڻهو توهان جا پٽ چون ٿا. ف۷ يعني گهرواري کي ماءُ جي مثل چوڻ ۽ ٻئي جي ٻالڪ کي پٽ چوڻ بي حقيقت



ع ٣ — ٨ — ١٦

اَلنَّبِيُّ اَوْلٰى بِالْمُؤْمِنِيْنَ مِنْ اَنْفُسِهِمْ وَاَزْوَاجُهٗۤ اُمَّهٰتُهُمْ ؕ وَاُولُوا
هي نبي مسلمانن جو سندن ساهه کان وڌيڪ مالڪ آهي ف١٤ ۽ سندس بيبيون انهن جون مائرون آهن ف١٥ ۽

الْاَرْحَامِ بَعْضُهُمْ اَوْلٰى بِبَعْضٍ فِيْ كِتٰبِ اللّٰهِ مِنَ الْمُؤْمِنِيْنَ وَ
مائٽ الله جي ڪتاب ۾ هڪ ٻئي کان وڌيڪ قريب آهن ف١٦ بنسبت ٻين مسلمانن

الْمُهٰجِرِيْنَ اِلَّاۤ اَنْ تَفْعَلُوْۤا اِلٰۤى اَوْلِيٰٓئِكُمْ مَّعْرُوْفًا ؕ كَانَ ذٰلِكَ فِي
۽ مهاجرن جي ف١٧ مگر هي ته توهان پنهنجي دوستن تي احسان ڪيو ف١٨ اهو

الْكِتٰبِ مَسْطُوْرًا ۝ وَاِذْ اَخَذْنَا مِنَ النَّبِيّٖنَ مِيْثَاقَهُمْ وَمِنْكَ
ڪتاب ۾ لکيل آهي. ف١٩ ۽ اي محبوب ياد ڪر جڏهن اسان نبين کان عهد ورتو ف٢٠

وَمِنْ نُّوْحٍ وَّاِبْرٰهِيْمَ وَمُوْسٰى وَعِيْسَى ابْنِ مَرْيَمَ ۪ وَاَخَذْنَا
۽ توکان ف٢١ ۽ نوح ۽ ابراهيم ۽ موسىٰ ۽ عيسىٰ ابن مريم کان ۽ اسان

مِنْهُمْ مِّيْثَاقًا غَلِيْظًا ۝ لِّيَسْـَٔلَ الصّٰدِقِيْنَ عَنْ صِدْقِهِمْ ۚ وَاَعَدَّ
انهن کان پڪو واعدو ورتو. جيئن سچن کان ف٢٢ انهن جي سچ بابت سوال ڪري ف٢٣ ۽ ان ڪافرن جي واسطي

لِلْكٰفِرِيْنَ عَذَابًا اَلِيْمًا ۝ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اذْكُرُوْا نِعْمَةَ اللّٰهِ
دردناڪ عذاب تيار ڪري رکيو آهي. اي ايمان وارؤ! الله جو احسان پاڻ تي ياد ڪريو

عَلَيْكُمْ اِذْ جَآءَتْكُمْ جُنُوْدٌ فَاَرْسَلْنَا عَلَيْهِمْ رِيْحًا وَّجُنُوْدًا لَّمْ تَرَوْهَا ؕ
ف٢٤ جڏهن توهان تي ڪي لشڪر آيا ف٢٥ پوءِ اسان انهن تي موڪليو هوا ۽ اهو لشڪر جيڪو توهان کي ڏسڻ ۾ نه آيو ف٢٦

وَكَانَ اللّٰهُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرًا ۝ اِذْ جَآءُوْكُمْ مِّنْ فَوْقِكُمْ وَمِنْ
۽ الله توهان جا ڪم ڏسي ٿو. ف٢٧ جڏهن ڪافر توهان تي آيا توهان جي مٿاهين ۽ توهان جي هيٺين

اَسْفَلَ مِنْكُمْ وَاِذْ زَاغَتِ الْاَبْصَارُ وَبَلَغَتِ الْقُلُوْبُ الْحَنَاجِرَ وَ
طرف کان ف٢٨ ۽ جڏهن جو اکيون وائڙيون ٿي ويون ف٢٩ ۽ دليون نڙي وٽ اچي ويون ف٣٠ ۽ توهان الله تي

تَظُنُّوْنَ بِاللّٰهِ الظُّنُوْنَا ۝ هُنَالِكَ ابْتُلِيَ الْمُؤْمِنُوْنَ وَزُلْزِلُوْا
مختلف گمان ڪرڻ لڳا. ف٣١ اها جاءِ هئي جو مسلمانن جو امتحان ورتو ويو ف٣٢ ۽ خوب سختي سان لوڏيا ويا

زِلْزَالًا شَدِيْدًا ۝ وَاِذْ يَقُوْلُ الْمُنٰفِقُوْنَ وَالَّذِيْنَ فِيْ قُلُوْبِهِمْ مَّرَضٌ
۽ جڏهن چوڻ لڳا منافق ۽ جن جي دلين ۾ مرض هو ف٣٣

ع ١ ٨ ١٧

ٻالڪ آهي، نڪو اري ماءُ تي سگهي ٿي، نه ٻي جو پٽ پنهنجو فرزند. محبوب نبي ڪريم صلي الله تعالى عليه واله وسلم جن جڏهن حضرت زينب بنت جحش سان نڪاح ڪيو ته يهودي ۽ منافق طعنا ڏيڻ لڳا ۽ چيائون ته (حضرت) محمد (محبوب مصطفىٰ صلي الله تعالى عليه واله وسلم) جن پنهنجي پٽ زيد جي گهرواري سان شادي ڪئي، جو ته پهريائين حضرت زينب زيد جي نڪاح ۾ هئي ۽ حضرت زيد ام المؤمنين حضرت خديجه رضي الله تعالى عنها جو خريد ڪيل هو. ان حضرت محبوب سيد عالم صلي الله تعالى عليه واله وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ ان کي هبه (بخش) ڪري ڇڏيو. محبوب سائين ان کي آزاد ڪري ڇڏيو. تڏهن به اهو پنهنجي پيءُ ڏانهن نه ويو ۽ محبوب سائين جي خدمت عاليه ۾ ئي رهيو. محبوب سائين جن ان تي شفقت ۽ ڪرم فرمائيندا هئا. ان ڪري ماڻهو ان کي حضور جن جو فرزند چوڻ لڳا. ان سان اهو حقيقتاً محبوب سائين جو پٽ نه ٿي ويو ۽ يهودين ۽ منافقن جو طعنو صرف غلط ۽ اجايو هيو. الله تعالى هتي انهن طعني ڪرڻ وارن جي تڪذيب فرمائي ۽ انهن کي ڪوڙو قرار ڏنائين. ف٨ حق جي تنهن ڪري ٻين جي اولاد کي انهن جي پالڻ وارن جو پٽ نه ٻڌايو بلڪ. ف٩ جن سان اهي پيدا ٿيا. ف١٠ ۽ ان سبب کان توهان انهن کي سندن پيءُ جي نسبت نه ڪري سگهو ان جا پٽ نه چئو. ف١٢ منع ڪرڻ کان اڳ يا هي معنى آهي ته جيڪڏهن توهان ٻين جي اولاد کي ويسر ۾ اراده کان سواءِ انهن جي پرورش ڪرڻ وارن جو پٽ چئي ڇڏيو يا ڪنهن غير جي اولاد کي صرف زبان جي سبقت سان پٽ چيو ته انهن صورتن ۾ گناهه نه آهي. ف١٣ منع ڪرڻ کان پوءِ. ف١٤ دنيا ۽ دين جي سڀني امورن ۾ ۽ نبي جو حڪم انهن تي نافذ ۽ نبي جي اطاعت واجب ۽ نبي جي حڪم جي مقابلي ۾ نفس جي خواهش ڇڏڻ واجب آهي يا هي معنى آهي ته نبي مؤمنن تي سندن جانين کان وڌيڪ مهرباني، رحم لطف ۽ ڪرم فرمائن ۽ گهڻي نفعي وارا آهن. بخاري ۽ مسلم جي حديث آهي محبوب سيد عالم صلي الله تعالى عليه واله وسلم جن فرمايو ته هر مؤمن جي لاءِ دنيا ۽ آخرت ۾ سڀني کان وڌيڪ وجهو آهيان جيڪڏهن گهرو ته پوءِ هي آيت پڙهو اَلنَّبِيُّ اَوْلٰى بِالْمُؤْمِنِيْنَ حضرت ابن مسعود رضي الله تعالى عنه جي قرأت ۾ مِنْ اَنْفُسِهِمْ کان پوءِ وَهُوَ اَبٌ لَّهُمْ به آهي. مجاهد چيو ته سمورا نبي سڳورا پنهنجي امت جا پيءُ آهن ۽ انهي رشتي کان مسلمان پاڻ ۾ ڀائر ٿيا جو اهي پنهنجي نبي جو ديني اولاد آهن. ف١٥ تعظيم حرمت ۾ (۽ نڪاح) هميشه جي لاءِ حرام هجڻ ۾. ان کان سواءِ ٻين احڪامن ۾ مثلاً وراثت ۽ پرده وغيره انهن جو اهو ئي حڪم آهي، جيڪو ڌارين عورتن جو ۽ انهن جي نياڻين کي مؤمنن جون ڀينرون ۽ انهن جي ڀائرن ۽ ڀينرن کي مؤمنن جا ماما ۽ ماسيون نه چيو ويندو. ف١٦ ورثي ۾. ف١٧ مسئلو: هن مان معلوم ٿيو ته اولي الارحام هڪ ٻئي جا وارث ٿين ٿا. ڪو ڌاريو ديني ڀائپي جي ذريعي وارث نه ٿو ٿئي. ف١٨ هن طرح ته جنهن جي لاءِ گهرو، ڪجهه وصيت ڪريو ته پوءِ وصيت مال جي ٽئين حصي جي اندازي ۾ ورثي تي مقدم ڪئي ويندي. خلاصو هي آهي ته پهريائين مال ذوي الفروض کي ڏنو ويندو ۽ پوءِ عصبات کي، پوءِ نسبي ذوي الفروض تي موٽايو ويندو ۽ وري ذوي الارحام کي ڏنو ويندو ۽ پوءِ مولى الموالاة کي (تفسير احمدي). ف١٩ يعني لوح محفوظ ۾. ف٢٠ رسالت جي تبليغ ۽ دين حق جي دعوت ڏيڻ جو. ف٢١ خصوصيت سان. مسئلو: محبوب سيد عالم صلي الله تعالى عليه وسلم جن جو ذڪر ٻين نبين سڳورن تي مقدم ڪرڻ انهن سڀني تي سندن فضيلت جي اظهار جي لاءِ آهي. ف٢٢ يعني نبين سڳورن کان يا انهن جي تصديق ڪرڻ وارن کان. ف٢٣ يعني جيڪو انهن پنهنجي قوم کي فرمايو ۽ انهن کي تبليغ ڪئي، اهو معلوم فرمائي. يا مؤمنن کان انهن جي تصديق جو سوال ڪري يا هي معنى آهي ته نبين سڳورن کي جيڪي سندن امتن جواب ڏنا، اهي دريافت فرمائي ۽ ان سوال مان مقصد ڪافرن کي خوار ڪرڻ ۽ خاموش ڪرڻ آهي. ف٢٤ جيڪو ان جنگ احزاب جي ڏينهن فرمايو جنهن کي غزوه خندق چوندا آهن ۽ جيڪا جنگ احد کان هڪ سال پوءِ ٿي جڏهن ته مسلمانن جو محبوب نبي ڪريم صلي الله تعالى عليه واله وسلم جن سان گڏ مدينه طيبه ۾ گهيرو ڪيو ويو هو. ف٢٥ قريش، غطفان، قريظه ۽ نضير جا يهودي. ف٢٦ يعني ملائڪن جو لشڪر. جنگ احزاب جو مختصر واقعو: هي جنگ شوال سنه ۴ يا سنه ۵ ۾ پيش آئي. جڏهن بني نضير جي يهودين کي جلاوطن ڪيو ويو ته پوءِ انهن جا ڏاڍا مڪه مڪرمه ۾ قريش وٽ پهتا ۽ انهن کي سيد عالم صلي الله تعالى عليه وسلم جن سان جنگ جي ترغيب ڏنائون ۽ واعدو ڪيائون ته اسان توهان جو ساٿ ڏينداسون ايستائين جو مسلمان برباد ٿي تباهه ٿي وڃن. ابو سفيان ان تحريڪ جو گهڻو قدر ڪيو ۽ چيو ته اسان کي دنيا ۾ اهو سڀني کان پيارو آهي، جيڪو (محبوب) محمد (مصطفىٰ صلي الله تعالى عليه واله وسلم جن) جي دشمني ۾ اسان جو ساٿ ڏئي. پوءِ قريش انهن يهودين کي چيو ته پهرين ڪتاب وارا آهيو ٻڌايو ته اسان حق تي آهيون يا محبوب محمد (مصطفىٰ صلي الله تعالى عليه وسلم). يهودين چيو ته توهان ئي حق تي آهيو. ان تي قريش خوش ٿيا انهي تي آيت اَلَمْ تَرَ اِلَى الَّذِيْنَ اُوْتُوْا نَصِيْبًا مِّنَ الْكِتٰبِ يُؤْمِنُوْنَ بِالْجِبْتِ وَالطَّاغُوْتِ نازل ٿي پوءِ يهودي غطفان، قيس ۽ غيلان وغيره قبيلن ۾ ويا ۽ اتي به اها ئي تحريڪ جاري رکيائون اهي سڀ انهن جا موافق ٿي ويا. اهڙي طرح انهن هر جاءِ جا دورا ڪيا ۽ عرب جي قبيلي کي مسلمانن جي خلاف تيار ڪري ورتائون جڏهن سڀ ماڻهو گڏ تيار ٿي ويا ته ڏهن قبيله خزاعه جي چند ماڻهن محبوب سيد عالم صلي الله تعالى عليه واله وسلم جن کي ڪافرن جي انهن زبردست تيارين جو اطلاع ڏنو. اطلاع ملڻ سان ئي محبوب سائين جن حضرت سلمان فارسي رضي الله تعالى عنه جي مشوري سان خندق (کڏ) کوٽائڻ شروع ڪري ڇڏي. ان خندق کوٽڻ ۾ مسلمانن سان گڏ محبوب مدني سرڪار صلي الله تعالى عليه واله وسلم جن جي پاڪ ذات به ڪم ڪيو. مسلمان خندق تيار ڪري فارغ ئي مس ٿيا هئا ته مشرڪ ٻارهن هزارن جو لشڪر وٺي انهن تي حملو آور ٿيا ۽ مدينه طيبه جو گهيرو ڪري ورتائون. خندق مسلمانن ۽ انهن جي وچ ۾ حائل هئي، ان کي ڏسي حيران ٿي ويا ۽ چوڻ لڳا ته هي اهڙي تدبير آهي جنهن کان عرب جا ماڻهو اڃا تائين واقف نه هئا. هاڻي انهن مسلمانن تي تير اندازي شروع ڪئي ۽ ان گهيري کي پندرهن يا چوويهن ڏينهن گذريا. مسلمانن تي خوف غالب ٿيو ۽ اهي گهڻو گهبرائجي ويا ۽ پريشان ٿيا. پوءِ الله تعالى مدد فرمائي ۽ انهن تي تيز هوا موڪليائين. نهايت سرد ۽ اونداهي رات ۾ هوا انهن جا خيما ڪيرائي ڇڏيا، رسا ٽوڙي ڇڏيا، ڪلا اکيڙي ڇڏيا، ديگڙا اونڌا ڪري ڇڏيا، ماڻهو زمين تي ڪرڻ لڳا ۽ الله تعالى ملائڪ موڪليا جن ڪافرن کي ڏڪايو ۽ انهن جي دلين ۾ دهشت وجهي ڇڏي. مگر ان جنگ ۾ ملائڪن قتال نه ڪيو. پوءِ محبوب رسول ڪريم صلي الله تعالى عليه واله وسلم جن حذيفه بن يمان کي خبر وٺڻ جي لاءِ موڪليو. وقت تمام سرد هو. هي هٿيار ٻڌي روانو ٿيو. محبوب سيد عالم صلي الله تعالى عليه واله وسلم جن روانگي وقت ان جي چهري ۽ بدن تي هٿ ڦيرايو ته مبارڪ

مَّا وَعَدَنَا اللّٰهُ وَرَسُوْلُهٗۤ اِلَّا غُرُوْرًا ﴿١٢﴾ وَ اِذْ قَالَتْ طَّآىِٕفَةٌ مِّنْهُمْ

اسان سان الله ۽ رسول واعدو نه ڪيو هو مگر ٺڳيءَ جو. ف٣٤ ۽ جڏهن انهن مان هڪ ٽولي چيو ف٣٥

يٰۤاَهْلَ يَثْرِبَ لَا مُقَامَ لَكُمْ فَارْجِعُوْا ۚ وَ يَسْتَاْذِنُ فَرِيْقٌ مِّنْهُمُ

اي مديني وارؤ! ف٣٦ هتي توهان جي رهڻ جي جاءِ نه آهي ف٣٧ پوءِ توهان گهرن ڏانهن واپس وڃو ۽ انهن مان هڪ ٽولي

النَّبِيَّ يَقُوْلُوْنَ اِنَّ بُيُوْتَنَا عَوْرَةٌ ۛؕ وَ مَا هِيَ بِعَوْرَةٍ ۚۛ اِنْ يُّرِيْدُوْنَ

ف٣٨ نبي کان اجازت گهري ٿي ته اسان جا گهر بي حفاظت آهن حالانڪه اهي بي حفاظت نه هئا انهن ته نه ٿي گهريو

اِلَّا فِرَارًا ﴿١٣﴾ وَ لَوْ دُخِلَتْ عَلَيْهِمْ مِّنْ اَقْطَارِهَا ثُمَّ سُىِٕلُوا

مگر ڀڄڻ. ۽ جيڪڏهن انهن تي فوجون مديني جي چوطرف اچن ها پوءِ انهن کان ڪفر گهرن ها ته ضرور انهن جي

الْفِتْنَةَ لَاٰتَوْهَا وَ مَا تَلَبَّثُوْا بِهَاۤ اِلَّا يَسِيْرًا ﴿١٤﴾ وَ لَقَدْ كَانُوْا

گهر پوري ڪن ها ۽ ان ۾ دير نه ڪن ها مگر ٿوري. ۽ بيشڪ ان کان اڳي

عَاهَدُوا اللّٰهَ مِنْ قَبْلُ لَا يُوَلُّوْنَ الْاَدْبَارَ ؕ وَ كَانَ عَهْدُ اللّٰهِ

اهي الله سان عهد ڪري چڪا هئا ته اهي پُٺي ڏيئي نه ڦرندا ۽ الله جي عهد بابت پڇا ڪئي ويندي.

مَسْـُٔوْلًا ﴿١٥﴾ قُلْ لَّنْ يَّنْفَعَكُمُ الْفِرَارُ اِنْ فَرَرْتُمْ مِّنَ الْمَوْتِ اَوِ

ف٤٠ تون فرماءِ هرگز توهان کي ڀڄڻ نفعو نه ڏيندو جيڪڏهن موت يا قتل کان ڀڄو

الْقَتْلِ وَ اِذًا لَّا تُمَتَّعُوْنَ اِلَّا قَلِيْلًا ﴿١٦﴾ قُلْ مَنْ ذَا الَّذِيْ

ف٤١ ۽ تڏهن به دنيا ۾ توهان کي نفعو نه ڏنو ويندو مگر ٿورو ف٤٢ ۽ تون فرماءِ اهو ڪير آهي جيڪو توهان کان الله جو حڪم ٽاري

يَعْصِمُكُمْ مِّنَ اللّٰهِ اِنْ اَرَادَ بِكُمْ سُوْٓءًا اَوْ اَرَادَ بِكُمْ رَحْمَةً ؕ

جيڪڏهن اهو توهان جو برو گهري ف٤٣ يا توهان تي مهر ڪرڻ گهري. ف٤٤ ۽ اهي الله کان سواءِ

وَ لَا يَجِدُوْنَ لَهُمْ مِّنْ دُوْنِ اللّٰهِ وَلِيًّا وَّ لَا نَصِيْرًا ﴿١٧﴾ قَدْ

ڪو به حمايتي نه لهندا ۽ نه مددگار. بيشڪ الله ڄاڻي ٿو انهن کي

يَعْلَمُ اللّٰهُ الْمُعَوِّقِيْنَ مِنْكُمْ وَ الْقَآىِٕلِيْنَ لِاِخْوَانِهِمْ هَلُمَّ

جيڪي توهان منجهان ٻين کي جهاد کان روڪيندا آهن ۽ پنهنجي ڀائرن کي چوندا آهن اسان ڏي هليا اچو

اِلَيْنَا ۚ وَ لَا يَاْتُوْنَ الْبَاْسَ اِلَّا قَلِيْلًا ﴿١٨﴾ اَشِحَّةً عَلَيْكُمْ ۚۖ فَاِذَا

ف٤٥ ۽ لڙائيءَ ۾ نه ٿا اچن مگر ٿورا. ف٤٦ توهان جي مدد ۾ گهٽتائي ڪن ٿا وري جڏهن خوف جو

قيريو، جنهن سان اُن تي سڙي اٿڻ نه ڪري سگهيءَ هي دشمن جي لشڪر ۾ پهچي ويو اُتي تيز هوا هلي رهي هئي ۽ پٿر ڏاڍي ماڻهن کي لڳي رهيا هئا، الين مرد نه بچي رهيو هئي. عجب پريشاني جو منظر هو. ڪافرن جو سردار ابو سفيان هوا جي اها حالت ڏسي اٿيو ۽ اُن قريش کي پڪاري چيو ته جاسوسن کان هوشيار رهجو. هر شخص پنهنجي پرواري کي ڏسي وٺي. ان اعلان سان هر شخص پنهنجي برابر واري کي پرکڻ شروع ڪيو حضرت حذيفه دانائي سان پنهنجي ساڄي طرف واري شخص جو هٿ پڪڙي پڇيو تون ڪير آهين، اُن چيو ته فلاڻ بن فلاڻ آهيان. ان کان پوءِ ابو سفيان چيو ته اي قريش جا ٽولؤ! توهان ڀلجي مقام تي نه آهيو گهوڙا ۽ اُٺ هلاڪ ٿي ويا. بني قريظه پنهنجي واعدي کان ڦري ويا ۽ اسان کي انهن جي طرف کان خوفناڪ خبرون پهتيون آهن هوا جيڪو حال ڪيو آهي سو توهان ڏسي رهيا آهيو، بس هاڻي هتان ڀڄي هلو، مان ڀڄي هلان ٿو. ابو سفيان اهو چئي پنهنجي ڏاچي تي سوار ٿي ويو ۽ لشڪر ۾ الرحيل الرحيل (ڪوچ ڪوچ) جو شور مچي ويو هوا هر شيءِ کي اونڌو وانجهلائي ڇڏيو، مگر اها هوا اُن لشڪر کان ٻاهر نه هئي. هاڻي اهو لشڪر ڀڄي نڪتو ۽ سامان لڏي ڪڻ وڃڻ انهن کي ڏکيو ٿي پيو ان ڪري گهڻو سامان ڇڏي ويا (جمل). ف٢٧ يعني توهان جي خندق کوٽڻ ۽ محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالى عليه واله وسلم جن جي اڳواڻي ۾ فرمانبرداري ۾ ثابت قدم رهڻ. ف٢٨ يعني وادي جي مٿانهين پاسي اوڀر کان قبيلا اسد ۽ غطفان جا ماڻهو مالڪ بن عوف نصري ۽ عيينه بن حسن فزاري جي اڳواڻي ۾ هڪ هزار جو لشڪر وٺي ۽ انهن سان گڏ طليحه بن خويلد اسدي بني اسد جو لشڪر وٺي ۽ حيي بن اخطب بني قريظه يهودين جو لشڪر وٺي وادي جي هيٺين پاسي ولهه کان قريش ۽ ڪنانه ابو سفيان بن حرب جي اڳواڻي ۾. ف٢٩ رعب ۽ هيبت جي سختيءَ کان حيرت ۾ اچي ويون. ف٣٠ خوف ۽ اضطراب انتها کي پهچي ويو. ف٣١ منافق ته هي گمان ڪرڻ لڳا ته مسلمانن جو نالو نشان باقي نه رهندو، ڪافرن جي ايڏي وڏي جماعت سڀني کي فنا ڪري ڇڏيندي ۽ مسلمانن کي الله تعالى جي طرف کان مدد اچڻ ۽ فتحياب ٿيڻ جي اميد هئي. ف٣٢ ۽ انهن جو صبر ۽ اخلاص امتحان جي ڪسوٽي تي آندو ويو. ف٣٣ يعني ڪمزور عقيدو. ف٣٤ اها ڳالهه معتب بن قشير ڪافرن جو لشڪر ڏسي چئي هئي ته (محبوب) محمد مصطفى صلى الله تعالى عليه واله وسلم جن ته اسان کي فارس ۽ روم جي فتح جو واعدو ڏين ٿا ۽ حال هي ته اسان مان ڪنهن جي اها مجال به نه آهي ته خيمي مان ٻاهر نڪري سگهي. پوءِ اهو واعدو صرف دوکو آهي. ف٣٥ يعني منافقن جي هڪ ٽولي. ف٣٦ هي مقولو منافقن جو آهي. انهن مدينه طيبه کي يثرب چيو مسئلو. مسلمانن کي يثرب چوڻ نه جڳائي. حديث شريف ۾ مدينه طيبه کي يثرب چوڻ جي ممانعت آئي آهي. محبوب سيد عالم صلى الله تعالى عليه واله وسلم جن کي ناپسند هو ته مديني پاڪ کي يثرب چيو وڃي ڇو ته يثرب جي معنى سٺي نه آهي. ف٣٧ يعني محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالى عليه واله وسلم جن جي لشڪر ۾. ف٣٨ يعني بني حارثه، بني سلمه. ف٣٩ يعني اسلام کان ڦري وڃن ها. ف٤٠ يعني آخرت ۾ الله تعالى ان کي معلوم فرمائيندو ته ڇو نه پورو ڪيو ويو. ف٤١ جو تنهنجو مقدر آهي، سو ضرور ٿي ڪري رهندو. ف٤٢ يعني جيڪڏهن وقت نه آيو آهي پوءِ به ڀڄي ڪري ٿورائي ڏينهن نه جيتري عمر باقي آهي اوترائي دنيا ۾ رهندؤ ۽ اها ٿوري مدت آهي. ف٤٣ يعني ان کي توهان جو هلاڪ قتل ڪرڻ منظور هجي ته ان کي ڪو دفع نه ٿو ڪري سگهي. ف٤٤ امن ۽ عافيت عطا فرمائي ڪري. ف٤٥ ۽ محبوب صلى الله تعالى عليه واله وسلم جن کي ڇڏي ڏيو ساڻن گڏ جهاد ۾ نه رهو ان ۾ جان جو خطرو آهي. شان نزول: هيءَ آيت منافقن جي باري ۾ نازل ٿي، انهن ڏانهن يهودين پيغام موڪليو هو ته توهان پنهنجون جانيون ابو سفيان جي هٿان ڇو هلاڪ ڪرائڻ گهرو ٿا. ان جا لشڪري هن ڀيري جيڪڏهن توهان کي لهندا ته توهان مان ڪنهن کي باقي نه ڇڏيندا. اسان کي توهان جو خوف آهي. توهان اسان جا ڀائر ۽ پاڙيسري آهيو اسان ڏانهن اچو. اها خبر لهي عبد الله بن اُبي بن سلول منافق ۽ اُن جا ساٿي مؤمنن کي ابو سفيان ۽ ان جي ساٿين کان ڊيڄاري محبوب حضرت پيغمبر ڪريم صلى الله تعالى عليه واله وسلم جن جي ساٿ ڏيڻ کان روڪڻ لڳا ان ۾ انهن تمام گهڻي ڪوشش ڪئي پر جيتري قدر انهن ڪوشش ڪئي اوترو مؤمن ۾ استقامت ۽ ثابت قدمي وڌندي وئي. ف٤٦ رياڪاري ۽ ڏيکاءَ جي لاءِ.

جَآءَ الْخَوْفُ رَاَيْتَهُمْ يَنْظُرُوْنَ اِلَيْكَ تَدُوْرُ اَعْيُنُهُمْ كَالَّذِىْ

وقت اچي ٿو ته انهن کي ته ڏسندين تنهنجي طرف ايئن نظرکن ٿا جو سندن اکيون ڦري رهيون آهن جيئن

يُغْشٰى عَلَيْهِ مِنَ الْمَوْتِ ۚ فَاِذَا ذَهَبَ الْخَوْفُ سَلَقُوْكُمْ بِاَلْسِنَةٍ

ڪنهن تي موت جا نيل ڇانيل هجي پوءِ جڏهن خوف جو وقت گذري ويو وٺ۴۷ توهان کي طعنا ڏيڻ لڳن ٿا

حِدَادٍ اَشِحَّةً عَلَى الْخَيْرِ ؕ اُولٰٓئِكَ لَمْ يُؤْمِنُوْا فَاَحْبَطَ اللّٰهُ اَعْمَالَهُمْ ؕ

تيز زبانن سان مالِ غنيمت جي لالچ ۾ وٺ۴۸ انهن ماڻهن ايمان ئي ڪونه آندو آهي وٺ۴۹ پوءِ الله سندن عمل

وَكَانَ ذٰلِكَ عَلَى اللّٰهِ يَسِيْرًا ﴿۱۹﴾ يَحْسَبُوْنَ الْاَحْزَابَ لَمْ يَذْهَبُوْا ۚ

چٽ ڪري ڇڏيا. وٺ۵۰ ۽ اهو الله تي آسان آهي. اهي سمجهن پيا ته ڪافرن جا لشڪر اڃا نه ويا

وَاِنْ يَّاْتِ الْاَحْزَابُ يَوَدُّوْا لَوْ اَنَّهُمْ بَادُوْنَ فِى الْاَعْرَابِ يَسْاَلُوْنَ

وٺ۵۱ ۽ جيڪڏهن لشڪر ٻيهر اچن ته انهن ۾ وٺ۵۲ خواهش هوندي ته ڪنهن طرح ڳوٺن ۾ نڪري

عَنْ اَنْۢبَآئِكُمْ ؕ وَلَوْ كَانُوْا فِيْكُمْ مَّا قٰتَلُوْٓا اِلَّا قَلِيْلًا ﴿۲۰﴾ لَقَدْ كَانَ لَكُمْ

توهان جون خبرون پڇن وٺ۵۳ ۽ جيڪڏهن اهي توهان ۾ رهن ها ته ڏهن ۾ نه لڙن ها

فِىْ رَسُوْلِ اللّٰهِ اُسْوَةٌ حَسَنَةٌ لِّمَنْ كَانَ يَرْجُوا اللّٰهَ وَالْيَوْمَ

مگر ٿورا. وٺ۵۵ بيشڪ توهان جي واسطي رسول الله جي پيروي بهتر آهي وٺ۵۶ ان جي واسطي

الْاٰخِرَ وَذَكَرَ اللّٰهَ كَثِيْرًا ﴿۲۱﴾ ؕ وَلَمَّا رَاَ الْمُؤْمِنُوْنَ الْاَحْزَابَ ۙ

جيڪو الله ۽ آخرت جي ڏينهن جي اميد رکندو هجي ۽ الله کي گهڻو ياد ڪري. وٺ۵۷ ۽ جڏهن

قَالُوْا هٰذَا مَا وَعَدَنَا اللّٰهُ وَرَسُوْلُهٗ وَصَدَقَ اللّٰهُ وَ

مسلمانن ڪافرن جا لشڪر ڏٺا چيائون هي آهي اهو جنهن جو واعدو ڪيو هو الله ۽ ان جي رسول وٺ۵۸

رَسُوْلُهٗ ۫ وَمَا زَادَهُمْ اِلَّآ اِيْمَانًا وَّتَسْلِيْمًا ﴿۲۲﴾ ؕ مِنَ الْمُؤْمِنِيْنَ

۽ سچ فرمايو الله ۽ ان جي رسول وٺ۵۹ ۽ ان نه انهن جو نه وڌيو مگر ايمان ۽ الله جي رضا تي راضي رهڻ.

رِجَالٌ صَدَقُوْا مَا عَاهَدُوا اللّٰهَ عَلَيْهِ ۚ فَمِنْهُمْ مَّنْ قَضٰى

مسلمانن ۾ ڪي مرد اهي آهن جن الله سان ڪيل عهد سچو ڪري ڏيکاريو وٺ۶۰ پوءِ انهن مان ڪي

نَحْبَهٗ وَمِنْهُمْ مَّنْ يَّنْتَظِرُ ۖ ۫ وَمَا بَدَّلُوْا تَبْدِيْلًا ﴿۲۳﴾ ۙ لِّيَجْزِىَ اللّٰهُ

پنهنجي نذر (منجتا) پوري ڪري چڪا وٺ۶۱ ۽ ڪو انتظار پيو ڪري وٺ۶۲ ۽ اهي ذرو برابر به نه بدليا وٺ۶۳ جيئن الله



وٺ۴۷ ۽ امن ۽ غنيمت حاصل ٿئي.

وٺ۴۸ ۽ هي چون ٿا اسان کي زياده حصو ڏيو، اسان جي ڪري توهان غالب ٿيا آهيو.

وٺ۴۹ حقيقت ۾ جيتوڻيڪ انهن زبانن سان ايمان جو اظهار ڪيو.

وٺ۵۰ يعني جڏهن ته حقيقت ۾ اهي مؤمن نه هئا، ان ڪري انهن جا سمورا ظاهري عمل جهاد وغيره سڀ باطل ڪري ڇڏيائين.

وٺ۵۱ يعني منافق پنهنجي بزدلي ۽ سُستي سان اڃا تائين هي سمجهي رهيا آهن ته ڪافر قريش غطفان ۽ يهودي وغيره اڃا تائين ميدان ڇڏي ڪونه ڀڳا آهن، جيتوڻيڪ حقيقت هيءَ آهي ته اهي ڀڄي چڪا.

وٺ۵۲ يعني منافقن جي پنهنجي سُستيءَ جي ڪري اها آرزو آهي.

وٺ۵۳ مديني طيبه جي اچڻ وڃڻ وارن کان.

وٺ۵۴ ته مسلمانن جو ڪهڙو انجام ٿيو، ڪافرن جي مقابلي ۾ انهن جي ڪهڙي حالت رهي.

وٺ۵۵ رياڪاريءَ ۽ عذر رکڻ جي لاءِ ته جيئن هن چوڻ جو موقعو ملي وڃي ته اسان به ته توهان سان گڏ جنگ ۾ شريڪ هئاسين.

وٺ۵۶ سندن چڱيءَ طرح تابعداري ڪريو ۽ دينِ الاهي جي مدد ڪريو ۽ محبوب رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جو ساٿ نه ڇڏيو ۽ مصيبتن تي صبر ڪريو ۽ محبوب رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي سُنتن تي هلڻ اهو بهتر آهي.

وٺ۵۷ هر موقعي تي ان جو ذڪر ڪري خوشي ۾ ۽ رنج ۾، تنگي ۾ ۽ ڪشادگي ۾.

وٺ۵۸ ته توهان کي سختي ۽ مصيبت پهچندي ۽ توهان آزمائش ۾ وڌا ويندؤ ۽ اڳين وانگر توهان تي سختيون اينديون ۽ لشڪر گڏ ٿي ڪري توهان تي حملو ڪندا ۽ آخرڪار توهان غالب ٿيندؤ ۽ توهان جي مدد فرمائي ويندي، جهڙيءَ طرح الله تعاليٰ فرمايو آهي اَمۡ حَسِبۡتُمۡ اَنۡ تَدۡخُلُوا الۡجَنَّةَ وَلَمَّا يَاۡتِكُمۡ مَّثَلُ الَّذِيۡنَ خَلَوۡا مِنۡ قَبۡلِكُمۡ ۽ حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما کان روايت ٿيل آهي ته محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن پنهنجن صحابن سڳورن کي فرمايو ته پوين نون يا ڏهن راتين ۾ لشڪر توهان جي طرف اچڻ وارا آهن، جڏهن انهن ڏٺو ته اُن ميعاد تي لشڪر اچي ويا ته چيائون هي آهي اهو، جيڪو اسان کي الله تعاليٰ ۽ ان جي محبوب رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن واعدو ڏنو هو.

وٺ۵۹ يعني جيڪي ان جا واعدا آهن، سڀ سچا آهن، سڀ يقيناً واقع ٿيندا ۽ اسان جي مدد به ٿيندي، اسان کي غلبو به ڏنو ويندو ۽ مڪه مڪرمه، روم ۽ فارس به فتح ٿيندا.

وٺ۶۰ حضرت عثمان غني، حضرت طلحه، حضرت سعيد بن زيد، حضرت حمزه ۽ حضرت مصعب وغيرهم رضي الله تعاليٰ عنهم نذر ڪيو هو ته اهي جڏهن رسول ڪريم محبوب عظيم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن سان گڏ جهاد جو موقعو لهندا ته ثابت قدم رهندا ايستائين جو شهيد ٿي وڃن. انهن جي نسبت هن آيت ۾ ارشاد ٿيو ته انهن پنهنجي واعدو سچو ڪري ڏيکاريو. وٺ۶۱ جهاد تي ثابت رهيا ايستائين جو شهيد ٿي ويو جيئن حضرت حمزه ۽ حضرت مصعب رضي الله تعاليٰ عنهما. وٺ۶۲ ۽ شهادت جو انتظار ڪري رهيو آهي جهڙيءَ طرح حضرت عثمان ۽ حضرت طلحه رضي الله تعاليٰ عنهما. وٺ۶۳ پنهنجي واعدي تي ايئن ئي ثابت قدم رهيا شهيد ٿيڻ وارا به ۽ شهادت جو انتظار ڪرڻ وارا به. هن ۾ انهن منافقن ۽ دل جي مريض ماڻهن تي تعريض آهي، جيڪي پنهنجي واعدي تي قائم نه رهيا.

الصّٰدِقِيْنَ بِصِدْقِهِمْ وَيُعَذِّبَ الْمُنٰفِقِيْنَ اِنْ شَآءَ اَوْ يَتُوْبَ
سچن کي سندن سچ جو انعام ڏي ۽ منافقن کي عذاب ڏي جيڪڏهن گهري

عَلَيْهِمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا ۚ﴿٢٤﴾ وَرَدَّ اللّٰهُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا
يا انهن کي توبه (جي توفيق) ڏي بيشڪ الله بخشڻهار ۽ مهربان آهي. ۽ الله ڪافرن کي

بِغَيْظِهِمْ لَمْ يَنَالُوْا خَيْرًا ؕ وَكَفَى اللّٰهُ الْمُؤْمِنِيْنَ الْقِتَالَ ؕ وَكَانَ
و٦٤ سندن دل جي ساڙ سان موٽايو ڪا به ڀلائي ڪين نه ملي و٦٥ ۽ الله مسلمانن کي لڙائي کان ڪفايت ڪئي

اللّٰهُ قَوِيًّا عَزِيْزًا ۚ﴿٢٥﴾ وَاَنْزَلَ الَّذِيْنَ ظَاهَرُوْهُمْ مِّنْ اَهْلِ الْكِتٰبِ
و٦٦ ۽ الله زبردست عزت وارو آهي. ۽ جن ڪتابين سندن مدد ڪئي و٦٧

مِنْ صَيَاصِيْهِمْ وَقَذَفَ فِيْ قُلُوْبِهِمُ الرُّعْبَ فَرِيْقًا تَقْتُلُوْنَ وَ
انهن کي سندن قلعن کان هيٺ لاٿائين و٦٨ ۽ انهن جي دلين ۾ رعب وڌائين انهن مان هڪ ٽولي کي

تَاْسِرُوْنَ فَرِيْقًا ۚ﴿٢٦﴾ وَاَوْرَثَكُمْ اَرْضَهُمْ وَدِيَارَهُمْ وَاَمْوَالَهُمْ وَ
توهان قتل ڪريو ٿا و٦٩ ۽ هڪ ٽولي کي قيد. و٧٠ ۽ اسان توهان جي هٿ ڏنا سندن زمين سندن جايون

اَرْضًا لَّمْ تَطَئُوْهَا ؕ وَكَانَ اللّٰهُ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرًا ۧ﴿٢٧﴾ يٰۤاَيُّهَا النَّبِيُّ
۽ سندن مال و٧١ ۽ اها زمين جنهن تي توهان اڃا قدم نه رکيو آهي و٧٢ ۽ الله هر شيءِ تي قادر آهي

ع ٣ / ٧ / ١٩

قُلْ لِّاَزْوَاجِكَ اِنْ كُنْتُنَّ تُرِدْنَ الْحَيٰوةَ الدُّنْيَا وَزِيْنَتَهَا
اي نبي (غيب جون خبرون ڏيندڙ) پنهنجي بيبين کي فرماءِ جيڪڏهن توهان دنيا جي زندگي ۽ ان جي آرائش

فَتَعَالَيْنَ اُمَتِّعْكُنَّ وَاُسَرِّحْكُنَّ سَرَاحًا جَمِيْلًا ﴿٢٨﴾ وَاِنْ كُنْتُنَّ تُرِدْنَ
چاهيو ٿيون و٧٣ ته اچو ته مان توهان کي مال ڏيان و٧٤ ۽ چڱي طرح ڇڏي ڏيان و٧٥ ۽ جيڪڏهن توهان الله

اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ وَالدَّارَ الْاٰخِرَةَ فَاِنَّ اللّٰهَ اَعَدَّ لِلْمُحْسِنٰتِ مِنْكُنَّ
۽ ان جو رسول ۽ آخرت جو گهر چاهيو ٿيون ته پوءِ بيشڪ الله توهان جي نيڪي وارين جي واسطي وڏو اجر تيار

اَجْرًا عَظِيْمًا ﴿٢٩﴾ يٰنِسَآءَ النَّبِيِّ مَنْ يَّاْتِ مِنْكُنَّ بِفَاحِشَةٍ مُّبَيِّنَةٍ
ڪري رکيو آهي. اي نبي جون بيبيون جيڪا توهان مان صريح حياءُ جي خلاف ڪا جرأت ڪري و٧٦

يُّضٰعَفْ لَهَا الْعَذَابُ ضِعْفَيْنِ ؕ وَكَانَ ذٰلِكَ عَلَى اللّٰهِ يَسِيْرًا ﴿٣٠﴾
ته ان تي ٻين کان ٻيڻو عذاب ٿيندو و٧٧ ۽ اهو الله تي آسان آهي.

و٦٤ يعني قريش ۽ غطفان وغيره جي لشڪرن کي، جن جو مٿي ذڪر ٿي چڪو آهي. و٦٥ ناڪام ۽ نامراد ٿي واپس ٿيا. و٦٦ دشمن ملائڪن جي تڪبيرن ۽ هوا جي سختين کان ڀڄي نڪتا. و٦٧ يعني بني قريظه محبوب رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن جي مقابلي ۾ قريش ۽ غطفان وغيره لشڪرن جي مدد ڪئي هئي. و٦٨ هن ۾ غزوه بني قريظه جو بيان آهي. هيءَ جنگ ذوالقعده جي آخر ۾ سن ٤ هجري يا سن ٥ ۾ ٿي. جڏهن جنگ خندق ۾ رات جو مخالفن جا لشڪر ڀڄي ويا، جنهن جو مٿين آيتن ۾ ذڪر ٿي چڪو آهي. تنهن ئي رات جي صبح جو محبوب رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن ۽ صحابه ڪرام مدينه طيبه ۾ تشريف فرما ٿيا ۽ هٿيار لاٿا ئون. ان ڏينهن ظهر جي وقت جڏهن محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن مٿو مبارڪ ڌوئي رهيا هئا، حضرت جبرئيل امين حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيو ته حضور جن هٿيار رکي ڇڏيا، پر ملائڪن چاليهن ڏينهن کان هٿيار نه رکيا آهن. الله تعاليٰ توهان کي بني قريظه جي طرف وڃڻ جو حڪم فرمائي ٿو، محبوب سائين حڪم فرمايو ته ندا ڪئي وڃي ته جيڪو فرمانبردار هجي اهو عصر جي نماز نه پڙهي مگر بني قريظه وڃي ڪري. محبوب سائين اهو فرمائي روانا ٿي ويا ۽ مسلمان هلڻ شروع ٿيا ۽ هڪ ٻئي پويان محبوب سائين جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيندا رهيا، ايستائين جو ڪي سڳورا عشا جي نماز کان پوءِ پهتا، پر انهن ان وقت تائين عصر جي نماز نه پڙهي هئي، ڇو ته محبوب سائين بني قريظه وٽ پهچي پوءِ نماز عصر پڙهڻ جو حڪم فرمايو هو. تنهن ڪري انهن صاحبن ان ڏينهن عصر جي نماز عشا کان پوءِ پڙهي ۽ ان تي نه الله جل شانه تعاليٰ انهن جي پڪڙ فرمائي، نه هادي برحق حضور پرنور محبوب مرسل سڀا جهڙي حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه واله وصحبه وسلم جن. اسلام جي لشڪر پنجويهه ڏينهن تائين بني قريظه جو گهيرو ڪريو، جنهن کان اهي تنگ اچي ويا ۽ الله تعاليٰ انهن جي دلين ۾ رعب وڌو. محبوب ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن ڪين فرمايو ته توهان منهنجي حڪم تي قلعن مان نڪري اچو، انهن انڪار ڪيو. پوءِ فرمايائون ته ڇا قبيلي اوس جي سردار سعد بن معاذ جي حڪم تي لهندؤ؟ ان تي اهي راضي ٿيا ۽ سعد بن معاذ کي انهن جي باري فيصلو ڏيڻ تي مامور فرمايائون. حضرت سعد بن معاذ حڪم ڏنو ته مرد قتل ڪيا وڃن عورتون ۽ ٻار قيد ڪيا وڃن. پوءِ مديني جي بازار ۾ کڏ کوٽي وئي ۽ انهن کي اتي آڻي سڀني جا ڪنڌ اڏاريا ويا. انهن مان ڪن ۾ قبيلي بني نضير جو سردار حيي بن اخطب ۽ بني قريظه جو سردار ڪعب بن اسد به هو ۽ اهي ماڻهو ڇهه يا ست سؤ هئا، جن جا ڪنڌ لاهي خندق ۾ اڇلايا ويا (مدارڪ، جمل).
و٦٩ يعني قتل ڪرڻ وارن کي. و٧٠ عورتن ۽ ٻارن کي. و٧١ نقد ۽ سامان ۽ جانور سڀ مسلمانن جي قبضي ۾ آيا. و٧٢ هن زمين مان مراد خيبر آهي، جيڪا فتح قريظه کان پوءِ مسلمانن جي قبضي ۾ آئي هر اها زمين آهي، جيڪا قيامت تائين فتح ٿي مسلمانن جي قبضي ۾ اچڻ واري آهي. و٧٣ يعني جيڪڏهن توهان کي گهڻو مال ۽ عيش جا سبب درڪار آهن. شان نزول: محبوب سيد الڪونين صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن جي ازواج مطهرات کانئن دنيوي سامان طلب ڪيا ۽ خرچ ۾ واڌ جي درخواست ڪئي. هتي ڪمال زهد هو، دنيا جو سامان ۽ ان جو گڏ ڪرڻ پسند ئي نه هو. ان ڪري اهو مطالبو دل مبارڪ تي ڳرو ٿيو ۽ هيءَ آيت نازل ٿي ۽ ازواج مطهرات کي اختيار ڏنو ويو. ان وقت محبوب عليه الصلوٰة والسلام جون نو بيبيون هيون، جن ۾ قريشي پنج هيون، حضرت عائشه بنت ابوبڪر صديق، حضرت حفصه بنت عمر فاروق، حضرت ام حبيبه بنت ابو سفيان، حضرت ام سلمه بنت ابو اميه، حضرت سوده بنت زمعه ۽ چار غير قريشي حضرت زينب بنت جحش اسديه، حضرت ميمونه بنت حارث هلاليه، حضرت صفيه بنت حيي بن اخطب خيبريه ۽ حضرت جويريه بنت حارث مصطلقيه رضي الله تعاليٰ عنهن. محبوب سيد الڪونين صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن سڀني کان اڳ حضرت عائشه صديقه کي هيءَ آيت ٻڌائي اختيار ڏنو ۽ فرمايائون ته جلدي نه ڪريو پنهنجي والدين سان مشورو ڪريو، جيڪا راءِ ٺهي، تنهن تي عمل ڪريو. ان عرض ڪيو محبوب سائين جي معاملي ۾ مشورو ڪهڙو، مان الله تعاليٰ ۽ ان جي محبوب رسول ۽ دار الآخرة کي چاهيان ٿي ۽ ٻين ازواج مطهرات به اهوئي جواب ڏنو. مسئلو: جنهن عورت کي اختيار ڏنو وڃي، اها جيڪڏهن پنهنجي مڙس کي اختيار ڪري ته طلاق واقع نه ٿي ٿئي ۽ جيڪڏهن پنهنجي نفس کي اختيار ڪري ته اسان وٽ طلاق بائن واقع ٿئي ٿي. و٧٤ جنهن عورت سان نڪاح کان پوءِ دخول يا خلوت صحيحه ٿي هجي، ان کي طلاق ڏني وڃي ته ڪجهه سامان ڏيڻ مستحب آهي ۽ اهو سامان ٽن ڪپڙن جو جوڙو ٿئي ٿو، هتي مال مان اهوئي مراد آهي. مسئلو: جنهن عورت جو مهر مقرر نه ڪيو ويو هجي، ان کي دخول کان اڳ طلاق ڏني وڃي ته اهو جوڙو ڏيڻ واجب آهي. و٧٥ ڪنهن نقصان کان سواءِ. و٧٦ جيئن مڙس جي اطاعت ۾ ڪوتاهي ڪرڻ ۽ ان سان بداخلاقي سان پيش اچڻ، ڇو ته بدڪاري کان ته الله تعاليٰ نبين سڳورن جي بيبين کي پاڪ رکي ٿو. و٧٧ ڇو ته جنهن شخص جي فضيلت زياده ٿئي ٿي، ان کان جيڪڏهن قصور واقع ٿئي ته اهو قصور به ٻين جي قصور کان زياده سخت قرار ڏنو وڃي ٿو. مسئلو: انهي ڪري عالم جو گناه جاهل جي گناه کان زياده قبيح ٿئي ٿو ۽ انهي ڪري ئي آزادن جي سزا غلامن کان وڌيڪ مقرر آهي ۽ محبوب عليه الصلوٰة والسلام جون بيبيون ساري جهان جي عورتن کان وڌيڪ

وَمَنْ يَّقْنُتْ مِنْكُنَّ لِلّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ وَتَعْمَلْ صَالِحًا نُّؤْتِهَآ

۽ وَ٧٨ جيڪا توهان مان فرمانبرداري ۾ رهي الله ۽ رسول جي ۽ چڱا ڪم ڪري اسان ان کي ٻين ڪان

اَجْرَهَا مَرَّتَيْنِ ۙ وَاَعْتَدْنَا لَهَا رِزْقًا كَرِيْمًا ﴿٣١﴾ يٰنِسَآءَ النَّبِيِّ لَسْتُنَّ

ٻيڻو ثواب ڏينداسين وَ٧٩ ۽ اسان ان جي واسطي عزت جي روزي تيار ڪري رکي آهي وَ٨٠ اي نبيءَ جون بيبيون توهان

كَاَحَدٍ مِّنَ النِّسَآءِ اِنِ اتَّقَيْتُنَّ فَلَا تَخْضَعْنَ بِالْقَوْلِ فَيَطْمَعَ

ٻين عورتن وانگر نه آهيو وَ٨١ جيڪڏهن الله کان ڊڄو ته ڳالهائڻ ۾ اهڙي نرمي نه ڪريو جو دل جو بيمار

الَّذِيْ فِيْ قَلْبِهٖ مَرَضٌ وَّقُلْنَ قَوْلًا مَّعْرُوْفًا ﴿٣٢﴾ وَقَرْنَ فِيْ

ڪا لالچ ڪري وَ٨٢ ۽ هائو چڱي ڳالهه چئو وَ٨٣ ۽ پنهنجي گهرن ۾

بُيُوْتِكُنَّ وَلَا تَبَرَّجْنَ تَبَرُّجَ الْجَاهِلِيَّةِ الْاُوْلٰى وَاَقِمْنَ

پيهون رهو ۽ بي پردي نه رهو اڳوڻي جاهليت جي بي پردگي وانگر وَ٨٤ ۽ نماز

الصَّلٰوةَ وَاٰتِيْنَ الزَّكٰوةَ وَاَطِعْنَ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ ؕ اِنَّمَا يُرِيْدُ

قائم رکو ۽ زڪوٰة ڏيو ۽ الله ۽ ان جي رسول جو حڪم مڃيو، الله ته اهو چاهي ٿو ته اي

اللّٰهُ لِيُذْهِبَ عَنْكُمُ الرِّجْسَ اَهْلَ الْبَيْتِ وَيُطَهِّرَكُمْ تَطْهِيْرًا ﴿٣٣﴾

نبيءَ جا گهر وارؤ جو توهان کان هر ناپاڪائي دور فرمائي ڇڏي ۽ توهان کي پاڪ ڪري خوب ستو ڪري ڇڏي

وَاذْكُرْنَ مَا يُتْلٰى فِيْ بُيُوْتِكُنَّ مِنْ اٰيٰتِ اللّٰهِ وَالْحِكْمَةِ ؕ

وَ٨٥ ۽ ياد ڪريو جيڪي توهان جي گهرن ۾ پڙهيون وڃن ٿيون الله جون آيتون ۽ حڪمت وَ٨٦

اِنَّ اللّٰهَ كَانَ لَطِيْفًا خَبِيْرًا ﴿٣٤﴾ اِنَّ الْمُسْلِمِيْنَ وَالْمُسْلِمٰتِ

بيشڪ الله هر باريڪي جاڻندڙ ۽ خبردار آهي. بيشڪ مسلمان مرد ۽ مسلمان عورتون وَ٨٧

وَالْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنٰتِ وَالْقٰنِتِيْنَ وَالْقٰنِتٰتِ وَالصّٰدِقِيْنَ

۽ ايمان وارا ۽ ايمان واريون ۽ فرمانبردار مرد ۽ فرمانبردار عورتون ۽ سچار مرد ۽

وَالصّٰدِقٰتِ وَالصّٰبِرِيْنَ وَالصّٰبِرٰتِ وَالْخٰشِعِيْنَ وَالْخٰشِعٰتِ

سچار عورتون وَ٨٨ ۽ صبر وارا ۽ صبر واريون ۽ عاجزي ڪرڻ وارا ۽ عاجزي ڪرڻ واريون

وَالْمُتَصَدِّقِيْنَ وَالْمُتَصَدِّقٰتِ وَالصَّآئِمِيْنَ وَالصّٰٓئِمٰتِ وَالْحٰفِظِيْنَ

۽ خيرات ڪرڻ وارا ۽ خيرات ڪرڻ واريون ۽ روزي وارا ۽ روزي واريون ۽ پنهنجي پرهيزگاريءَ جي نگاهه رکڻ وارا

فضيلت نه ڪن ٿيون، انهيءَ ڪري انهن جي ادنيٰ ڳالهه سخت پڪڙ جي قابل آهي. فلڪ لفظ فاحشہ جڏهن معرفہ ٿي ڪري وارد ٿئي ته ان مان لواطت ۽ زنا مراد ٿئي ٿي ۽ اگر نڪره غير موصوفہ ٿي ڪري آندو وڃي ته ان مان سمورا گناهه مراد ٿين ٿا ۽ جڏهن موصوف ٿي ڪري وارد ٿئي ته ان مان مڙس جي نافرماني ۽ رشتيدارن جو فساد مراد ٿئي ٿو. هن آيت ۾ نڪره موصوفہ آهي. انهيءَ ڪري هن سان مڙس جي اطاعت ۾ ڪوتاهي ۽ بد اخلاقي مُراد آهي. جهڙيءَ طرح حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما کان منقول آهي (جمل وغيره). وَ٧٨ اي (محبوب) نبي عليه الصلوٰة والسلام جون بيبيون! وَ٧٩ يعني جيڪڏهن ٻين کي هڪ نيڪي تي ڏهوڻو ثواب ڏينداسين ته توهان کي ويهوڻو ڇو ته ساري جهان جي عورتن ۾ توهان کي فضيلت ۽ شرف آهي. توهان جي عمل ۾ ٻه سبب آهن. هڪ اطاعت جي ادا ۽ ٻيو محبوب رسول ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي رضا جوئي ۽ قناعت ۽ سهڻي تعلق سان حضور جن کي خوش ڪرڻ. وَ٨٠ جنت ۾. وَ٨١ توهان جو مرتبو سڀني کان وڌيڪ زياده آهي ۽ توهان جو اجر سڀني کان وڌيڪ جهان جي عورتن ۾ ڪابه توهان جي برابر نه آهي. وَ٨٢ هن ۾ آداب جي تعليم آهي ته جيڪڏهن ضرورت وقت غير مرد سان پردي پويان گفتگو ڪرڻي پوي ته اراده ڪريو ته لهجي ۾ نزاڪت نه اچي ۽ ڳالهه ۾ لچڪ نه ٿئي. ڳالهه نهايت سادگي سان ڪئي وڃي، پرهيزگار عورت جي لاءِ اهوئي مناسب آهي. وَ٨٣ دين ۽ اسلام جي ۽ نيڪي جي تعليم ۽ پند ۽ نصيحت جي جيڪڏهن ضرورت پيش اچي مگر بي لچڪ لهجي سان. وَ٨٤ اڳين جاهليت مان مُراد اسلام کان اڳ جو زمانو آهي. ان زماني ۾ عورتون غرور ڪندي نڪرنديون هيون ۽ پنهنجي زينت ۽ حُسن جو اظهار ڪنديون هيون ته جيئن غير مرد ڏسن. لباس اهڙو پهرينديون هيون، جن سان جسم جا عضوا چڱي طرح نه ڍڪجن ۽ پوئين جهالت مان پويون زمانو مراد آهي، جن ۾ ماڻهن جا افعال پهرين وانگر ٿي ويندا. وَ٨٥ يعني گناهن جي پليتي سان توهان پريل نه هجو. هن آيت مان اهل بيت جي فضيلت ثابت ٿئي ٿي ۽ اهل بيت ۾ صاحب لولاڪ محبوب نبي ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جون ازواج مطهرات حضرت خاتون جنت فاطمة الزهرا ۽ حضرت علی المرتضیٰ ۽ حسنين ڪريمين رضی الله تعالیٰ عنهم سڀ داخل آهن. آيتن ۽ حديثن کي جمع ڪرڻ سان اهوئي نتيجو نڪري ٿو ۽ اهوئي حضرت امام ابو منصور ماتريدي رضی الله تعالیٰ عنهٗ کان منقول آهي. هن آيتن ۾ محبوب رسول ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي اهل بيت کي نصيحت فرمائي وئي آهي ته جيئن اُهي گناهن کان بچن ۽ تقويٰ ۽ پرهيزگاري جا پابند رهن. گناهن کي ناپاڪي سان ۽ پرهيزگاري کي پاڪائي سان استعاره فرمايو ويو ڇو ته گناهن جو مرتڪب انهن سان اهڙوئي ملوث ٿئي ٿو، جهڙو جسم پليتين سان. هن طرز ڪلام مان مقصد هي آهي ته عقل وارن کي گناهن کان نفرت ڏياري وڃي ۽ تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ جي ترغيب ڏني وڃي. وَ٨٦ يعني سنت. وَ٨٧ شانِ نزول: اسماء بنت عميس جڏهن پنهنجي مڙس جعفر بن ابي طالب سان گڏ حبشہ کان واپس آئي ته محبوب نبي ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي ازواجِ مطهرات سان ملي معلوم ڪيائين ته ڇا! عورتن جي باري ۾ به ڪا آيت نازل ٿي آهي. اُنهن فرمايو ته نه. پوءِ اسماء محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کي عرض ڪيو ته حضور محبوب! عورتون وڏي نقصان ۾ آهن. فرمايائون ڪيئن؟ عرض ڪيائين ته انهن جو ذڪر خير سان ٿئي ئي نه ٿو، جيئن مردن جو ٿئي ٿو. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ اُنهن جو ڏهه مرتبا مردن سان گڏ ذڪر ڪيو ويو ۽ انهن سان گڏ انهن جي تعريف فرمائي وئي ۽ مرتبن ۾ پهريون مرتبو اسلام آهي، جيڪو الله تعالیٰ ۽ محبوب مدني رسول جي فرمانبرداري آهي. ٻيو ايمان جو اهو اعتقاد صحيح ۽ ظاهر و باطن جو موافق هجڻ آهي. ٽيون مرتبو قنوت يعني طاعت آهي. وَ٨٨ هن ۾ چوٿين مرتبي جو بيان آهي ته اهو نيت، قولن ۽ فعلن جو صدق آهي. هن کان پوءِ پنجين مرتبي صبر جو بيان آهي ته طاعتن جي پابندي ڪرڻ ۽ ممنوعات کان پاسو ڪرڻ تي ڀلي نفس تي ڪيترو ئي شاق ۽ ڳرو هجي. الله تعالیٰ جي رضا لاءِ اختيار ڪيو وڃي. هن کان پوءِ ڇهين مرتبي خشوع جو بيان آهي جيڪو طاعتن ۽ عبادتن ۾ دلين ۽ هٿن ۽ پيرن سان متواضع ٿيڻ آهي. هن کان پوءِ ستين مرتبي صدقي جو بيان آهي، جيڪو الله تعالیٰ جي عطا ڪيل مال مان ان جي واٽ ۾ فرض ۽ نفل جي طريقي سان ڏيڻ آهي. پوءِ اٺين مرتبي روزي جو بيان آهي، هي به فرض ۽ نفل ٻنهي کي شامل آهي. نقل ٿيل آهي ته جنهن هر هفتي هڪ درهم صدقو ڪيو، سو متصدقين ۾ ۽ جنهن هر مهيني ۾ ايام بيض يعني قمري مهيني جي تيرهين، چوڏهين ۽ پندرهين تاريخ جا روزا رکيا سو صائمين ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو. هن کان پوءِ نائين مرتبي پاڪدامني جو بيان آهي ۽ اهو هي آهي ته پنهنجي پرهيزگاري کي محفوظ رکي ۽ جيڪو حلال نه آهي ان کان بچي. سڀني کان پڇاڙي ۾ ڏهين مرتبي ڪثرت ذڪر جو بيان آهي. ذڪر ۾ تسبيح، تحميد، تهليل، تڪبير، قرأت، دين جي علم جو پڙهڻ ۽ پڙهائڻ، نماز، وعظ، نصيحت، ميلاد شريف، نعت شريف پڙهڻ سڀ داخل آهن. چيو ويو آهي ته ٻانهو ذاڪرين ۾ تڏهن شمار ٿئي ٿو جڏهن اُٿندي، ويهندي، ليٽندي هر حال ۾ الله تعالیٰ جو ذڪر ڪري.

فُرُوْجَهُمْ وَالْحٰفِظٰتِ وَالذّٰكِرِيْنَ اللّٰهَ كَثِيْرًا وَّالذّٰكِرٰتِ اَعَدَّ

۽ نگاھ رکڻ واريون ۽ الله کي گھڻو ياد ڪرڻ وارا ۽ ياد ڪرڻ واريون انهن سمورن جي واسطي

اللّٰهُ لَهُمْ مَّغْفِرَةً وَّاَجْرًا عَظِيْمًا ﴿٣٥﴾ وَمَا كَانَ لِمُؤْمِنٍ وَّلَا مُؤْمِنَةٍ

الله بخشيش ۽ وڏو ثواب تيار ڪري رکيو آهي ۽ ڪنهن به مسلمان مرد ۽ مسلمان عورت کي

اِذَا قَضَى اللّٰهُ وَرَسُوْلُهٗۤ اَمْرًا اَنْ يَّكُوْنَ لَهُمُ الْخِيَرَةُ مِنْ اَمْرِهِمْ ؕ

حق نه ٿو پهچي جو جڏهن الله ۽ رسول ڪجھ حڪم فرمائن پوءِ به انهن کي پنهنجي معاملي جو ڪو اختيار

وَمَنْ يَّعْصِ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ فَقَدْ ضَلَّ ضَلٰلًا مُّبِيْنًا ﴿٣٦﴾ ؕ وَاِذْ تَقُوْلُ

رهي ف٨٩ ۽ جيڪو حڪم نه مڃي الله ۽ ان جي رسول جو بيشڪ اهو ڀٽڪي ويو کليل ڀٽڪڻ

لِلَّذِيْۤ اَنْعَمَ اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاَنْعَمْتَ عَلَيْهِ اَمْسِكْ عَلَيْكَ زَوْجَكَ

۽ اي محبوب! ياد ڪر جڏهن تو فرمايو ٿي ان کي جنهن کي الله نعمت ڏني ف٩٠ ۽ تو ان کي نعمت ڏني

وَاتَّقِ اللّٰهَ وَتُخْفِيْ فِيْ نَفْسِكَ مَا اللّٰهُ مُبْدِيْهِ وَتَخْشَى

ف٩١ جو پنهنجي بيبي پاڻ وٽ رهڻ ڏي ف٩٢ ۽ الله کان ڊڄ ف٩٣ ۽ تون پنهنجي دل ۾ رکين ٿي اها ڳالھ جيڪا الله کي ظاهر ڪرڻ منظور هئي

النَّاسَ ۚ وَاللّٰهُ اَحَقُّ اَنْ تَخْشٰىهُ ؕ فَلَمَّا قَضٰى زَيْدٌ مِّنْهَا وَطَرًا

ف٩٤ ۽ توکي ماڻهن جي طعني جو انديشو هو ف٩٥ ۽ الله وڌيڪ حقدار آهي جو ان جو خوف رکين

زَوَّجْنٰكَهَا لِكَيْ لَا يَكُوْنَ عَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ حَرَجٌ فِيْۤ اَزْوَاجِ

ف٩٦ پوءِ جڏهن زيد جو مطلب ان مان نڪري ويو ف٩٧ ته اسان اها تنهنجي نڪاح ۾ ڏيئي ڇڏي ف٩٨ جيئن مسلمانن تي ڪو حرج

اَدْعِيَآئِهِمْ اِذَا قَضَوْا مِنْهُنَّ وَطَرًا ؕ وَكَانَ اَمْرُ اللّٰهِ مَفْعُوْلًا ﴿٣٧﴾

نه رهي هنن جي ڀٽيلن جي زالن ۾ جڏهن انهن کان سندن ضرورتون ختم ٿي وڃن ف٩٩ ۽ الله جو حڪم ٿي رهڻو آهي

مَا كَانَ عَلَى النَّبِيِّ مِنْ حَرَجٍ فِيْمَا فَرَضَ اللّٰهُ لَهٗ ؕ سُنَّةَ اللّٰهِ

نبي تي ڪو حرج نه آهي ان ڳالھ ۾ جو الله هن جي واسطي مقرر فرمائي ف١٠٠

فِي الَّذِيْنَ خَلَوْا مِنْ قَبْلُ ؕ وَكَانَ اَمْرُ اللّٰهِ قَدَرًا مَّقْدُوْرًا ﴿٣٨﴾

الله جو رستو هليو اچي ٿو انهن ۾ جيڪي اڳي گذري چڪا ف١٠١ ۽ الله جو ڪم مقرر

الَّذِيْنَ يُبَلِّغُوْنَ رِسٰلٰتِ اللّٰهِ وَيَخْشَوْنَهٗ وَلَا يَخْشَوْنَ

تقدير آهي اُهي جيڪي الله جو پيغام پهچائن ٿا ۽ ان کان ڊڄن ٿا ۽ الله کان سواءِ

شان نزول:-

ف٨٩ هيءَ آيت زينب بنت جحش اسديه ۽ سندس ڀاءُ عبدالله بن جحش ۽ سندس والده اميمه بنت عبدالمطلب جي حق ۾ نازل ٿي. اميمه محبوب سائين جي ڦڦي هئي. واقعو هي هو ته زيد بن حارثه جنهن کي محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن آزاد ڪيو هو ۽ اهو محبوب سائين جن جي خدمت اقدس ۾ ئي رهندو هو. محبوب سائين جن زينب جي لاءِ ان جو پيغام ڏنو ان کي زينب ۽ سندس ڀاءُ منظور نه ڪيو. جنهن تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي ۽ حضرت زينب ۽ سندس ڀاءُ هن حڪم کي ٻڌي راضي ٿي ويا ۽ محبوب سيد عالم صلى الله عليه وسلم جن حضرت زيد جو نڪاح ان سان ڪرائي ڇڏيو ۽ محبوب پاڪ ان جو مهر ڏھ دينار سٺ درهم هڪ ڪپڙن جو جوڙو، پنجاھ مد (هڪ پيمانو آهي) ڪاڌو، ٽيهه ٽي يا ڪارڪون ڏنيون. مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته ماڻهوءَ کي محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي طاعت هر امر ۾ واجب آهي ۽ محبوب عليه الصلوٰة والسلام جن جي مقابلي ۾ ڪو به پنهنجي نفس جو به خود مختيار نه آهي. مسئلو:- هن آيت مان هي به ثابت ٿيو ته امر وجوب جي لاءِ ٿئي ٿو. فائدو:- ڪن تفسيرن ۾ حضرت زيد کي غلام چيو ويو آهي، مگر اهو غلطي کان خالي نه آهي ڇو ته اهو حُر (آزاد) هو. گرفتاري سان خصوصًا بعثت کان اڳ شرعًا ڪو شخص مرقوق يعني مملوڪ نه ٿو ٿي وڃي ۽ اهو فترت جو زمانو هو ۽ فترت واري کي حربي نه ٿو چيو وڃي (كذا فى الجمل). ف٩٠ اسلام جي جيڪا وڏي جليل نعمت آهي. ف٩١ آزاد فرمائي ڪري. هن مان مراد حضرت زيد بن حارثه آهي جو محبوب سائين اُن کي آزاد ڪيو ۽ سندس پرورش فرمائين. ف٩٢ شان نزول:- جڏهن حضرت زيد جو نڪاح حضرت زينب سان ٿي چُڪو ته محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن وٽ الله تعالىٰ جي طرف کان وحي آيو ته زينب توهان جي ازواج مطهرات ۾ داخل ٿينديءَ، الله تعالىٰ کي اهوئي منظور آهي. ان جي صورت هيءَ ٿي ته حضرت زيد ۽ زينب ۾ موافقت نه ٿي ۽ حضرت زيد محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي حضرت زينب جي سخت گفتگو تيز زباني، عدم اطاعت ۽ پنهنجو پاڻ کي وڏي سمجهڻ جي شڪايت ڪئي. اهڙو بار بار اتفاق ٿيو. محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن حضرت زيد کي سمجهائيندا هُئا. جنهن تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي. ف٩٣ زينب تي وڏائي ۽ مڙس جي ايذاءَ جي الزام لڳائڻ ۾. ف٩٤ يعني توهان ظاهر نه فرمايو پيا ته زينب سان تنهنجو گذر سفر نه ٿي سگهندو ۽ طلاق ضرور واقع ٿيندي ۽ الله تعالىٰ ان کي ازواج مطهراتَ ۾ داخل ڪندو ۽ الله تعالىٰ کي ان جو ظاهر ڪرڻ منظور هو. ف٩٥ يعني جڏهن حضرت زيد زينب کي طلاق ڏيئي ڇڏي ته توهان کي ماڻهن جي طعني جو انديشو ٿيو ته الله تعالىٰ جو حڪم ته آهي حضرت زينب سان نڪاح ڪرڻ جو ۽ ائين ڪرڻ سان ماڻهو طعنا ڏيندا ته سيد عالم محبوب سرور ڪونين صلى الله عليه وسلم جن اهڙي عورت سان نڪاح ڪيو جيڪا سندن زباني پٽيلي جي نڪاح ۾ رهي هئي. مقصد هيءُ آهي ته مباح امر ۾ اجايو طعنو ڏيڻ وارن جو ڪو انديشو نه ڪرڻ گهرجي. ف٩٦ ۽ محبوب سرور ڪونين صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن سڀني کان وڌيڪ الله تعالىٰ جو خوف رکڻ وارا ۽ سڀني کان وڌيڪ تقوىٰ وارا آهن. جيئن حديث شريف ۾ آهي. ف٩٧ ۽ حضرت زيد حضرت زينب کي طلاق ڏيئي ڇڏي ۽ عدت پوري ٿي وئي. ف٩٨ حضرت زينب جي عدت گذرڻ بعد وٽس حضرت زيد ئي محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جو پيغام کڻي ويو ۽ ان متوجهه ڪمال شرم ۽ ادب سان اُن کي اهو پيغام ڏنو. حضرت زينب چيو ته اُن معاملي ۾ مون پنهنجي راءِ کي ڪو دخل نه ٿي ڏيان، جيڪو منهنجي رب کي منظور هجي، تنهن تي راضي آهيان، اهو چئي بارگاهِ الاهي ۾ متوجه ٿي ۽ ان نماز شروع ڪري ڏني ۽ هيءَ آيت نازل ٿي. حضرت زينب کي اُن نڪاح سان گهڻي خوشي ۽ فخر ٿيو. محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن ان شادي جو وليمو وڏي ڪشادگي سان ڪيو. ف٩٩ يعني تنهن هي معلوم ٿي وڃي ته پاليل جي گهرواري سان نڪاح ڪرڻ جائز آهي. ف١٠٠ يعني الله تعالىٰ جيڪو سندن لاءِ مباح ڪيو ۽ نڪاح جي باري ۾ جيڪا وسعت کين عطا فرمائي ان تي عمل ڪرڻ ۾ ڪجھ حرج نه آهي. ف١٠١ يعني نبين سڳورن کي نڪاح جي باري ۾ وسعتون ڏنيون ويون جو ٻين کان وڌيڪ عورتون انهن جي لاءِ حلال فرمايائين. جهڙي طرح حضرت دائود عليه السلام جون سؤ گهرواريون ۽ حضرت سليمان عليه السلام جون ٽي سؤ گهرواريون هيون. هي انهن جا خاص احڪام آهن. انهن کان سواءِ ٻين کي جائز نه آهن، نه ڪو ان تي اعتراض ڪري سگهي ٿو. الله تعالىٰ پنهنجن ٻانهن ۾ جنهن لاءِ جيڪو حڪم فرمائي، اُن تي اعتراض ڪرڻ جي ڪنهن کي مجال! هن ۾ يهودين جو رد آهي، جن محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن تي چئن کان وڌيڪ نڪاح ڪرڻ تي طعنو ڪيو هو. هن ۾ انهن کي ٻڌايو ويو ته هي محبوب عليه الصلوٰة والسلام جن جي لاءِ خاص آهي جهڙي طرح اڳين نبين سڳورن جي لاءِ ازواج مطهرات جي تعداد ۾ خاص احڪام هُئا.

أَحَدًا إِلَّا اللّٰهَ ۗ وَكَفٰى بِاللّٰهِ حَسِيْبًا ﴿٣٩﴾ مَا كَانَ مُحَمَّدٌ أَبَآ أَحَدٍ مِّنْ

کنهن جو خوف نه ڪن ۽ الله ڪافي آهي حساب وٺڻ وارو. ف١٠٢ محمّد توهان جي مردن ۾ ڪنهن جو به پيءُ نه آهي

رِّجَالِكُمْ وَلٰكِنْ رَّسُوْلَ اللّٰهِ وَخَاتَمَ النَّبِيّٖنَ ۗ وَكَانَ اللّٰهُ بِكُلِّ

ف١٠٣ ها ٺ الله جو رسول آهي ف١٠٤ ۽ سمورن نبين ۾ آخري (پويون) ف١٠٥ ۽ الله سڀ ڪجهه

شَيْءٍ عَلِيْمًا ﴿٤٠﴾ يٰٓأَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اذْكُرُوا اللّٰهَ ذِكْرًا كَثِيْرًا ﴿٤١﴾

ع ٥ ٦ ٢

جاڻي ٿو. اي ايمان وارؤ! الله کي گهڻو ياد ڪريو. ۽

وَّسَبِّحُوْهُ بُكْرَةً وَّأَصِيْلًا ﴿٤٢﴾ هُوَ الَّذِيْ يُصَلِّيْ عَلَيْكُمْ وَمَلٰٓئِكَتُهٗ

صبح شام سندس پاڪائي بيان ڪريو ف١٠٦ اهوئي آهي جيڪو درود موڪلي ٿو توهان تي اهو ۽ سندس ملائڪ ف١٠٧

لِيُخْرِجَكُمْ مِّنَ الظُّلُمٰتِ إِلَى النُّوْرِ ۗ وَكَانَ بِالْمُؤْمِنِيْنَ رَحِيْمًا ﴿٤٣﴾

جيئن توهان کي اونداهين مان روشنائي جي طرف ڪڍي ف١٠٨ ۽ اهو مسلمانن تي مهربان آهي.

تَحِيَّتُهُمْ يَوْمَ يَلْقَوْنَهٗ سَلٰمٌ ۚ وَأَعَدَّ لَهُمْ أَجْرًا كَرِيْمًا ﴿٤٤﴾ يٰٓأَيُّهَا النَّبِيُّ

انهن جي واسطي ملڻ واري وقت جي دعا سلام آهي ف١٠٩ ۽ انهن جي واسطي عزت جو ثواب تيار ڪري ڪيو اٿس. اي غيب جون خبرون ٻڌائيندڙ

إِنَّآ أَرْسَلْنٰكَ شَاهِدًا وَّمُبَشِّرًا وَّنَذِيْرًا ﴿٤٥﴾ وَّدَاعِيًا إِلَى اللّٰهِ

(نبي)! بيشڪ اسان توکي موڪليو حاضر ناظر ف١١٠ ۽ خوشخبري ڏيندڙ ۽ ڊيڄاريندڙ ڪري ف١١١ ۽ الله جي طرف ان جي

بِإِذْنِهٖ وَسِرَاجًا مُّنِيْرًا ﴿٤٦﴾ وَبَشِّرِ الْمُؤْمِنِيْنَ بِأَنَّ لَهُمْ مِّنَ اللّٰهِ

حڪم سان سڏيندڙ ف١١٢ ۽ روشن ڪندڙ سج ف١١٣ ۽ ايمان وارن کي خوشخبري ڏي ته انهن جي واسطي

فَضْلًا كَبِيْرًا ﴿٤٧﴾ وَلَا تُطِعِ الْكٰفِرِيْنَ وَالْمُنٰفِقِيْنَ وَدَعْ أَذٰىهُمْ وَ

الله جو وڏو فضل آهي. ۽ ڪافرن ۽ منافقن کي خوش ڪرڻ جي ڳالهه نه ڪر ۽ انهن جي تڪليف تي

تَوَكَّلْ عَلَى اللّٰهِ ۗ وَكَفٰى بِاللّٰهِ وَكِيْلًا ﴿٤٨﴾ يٰٓأَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا إِذَا

درگذر فرماءِ ف١١٤ ۽ الله تي ڀروسو رک ۽ الله ڪافي آهي ڪارساز. اي ايمان وارؤ!

نَكَحْتُمُ الْمُؤْمِنٰتِ ثُمَّ طَلَّقْتُمُوْهُنَّ مِنْ قَبْلِ أَنْ تَمَسُّوْهُنَّ

جڏهن توهان مسلمان عورتن سان نڪاح ڪريو پوءِ انهن کي بغير هٿ لائڻ جي ڇڏي ڏيو

فَمَا لَكُمْ عَلَيْهِنَّ مِنْ عِدَّةٍ تَعْتَدُّوْنَهَا ۚ فَمَتِّعُوْهُنَّ وَسَرِّحُوْهُنَّ

ته توهان جي واسطي انهن تي ڪا به عدت نه آهي جنهن کي ڳڻيو ف١١٥ پوءِ انهن کي ڪجهه فائدو ڏيو

ف١٠٢ پوءِ انهيءَ کان ڌڻ گهرجي. ف١٠٣ ته پوءِ حضرت زيد جا به پاڻ حقيقت ۾ پيءُ نه آهن جوان جي منڪوحه سندن لاءِ حلال نه ٿئي ها. قاسم ۽ طيب ۽ طاهر ۽ ابراهيم محبوب سائين جا فرزند، مگر اهي ان عمر کي نه پهتا هئا جو انهن کي مرد چيو وڃي. انهن ننڍپڻ ۾ وفات ڪئي. ف١٠٤ ۽ سڀ رسول ناصح ۽ شفيق ۽ واجب التوقير ۽ لازم الطاعت هجڻ جي لحاظ کان پنهنجيءَ اُمت جا پيءُ چورائن ٿا بلڪ انهن جا حق حقيقي پيءُ جي حقن کان تمام زياده آهن، پر ان سان امت حقيقي اولاد نه ٿي وڃي ۽ حقيقي اولاد جا سمورا وراثت جا احڪام وغيره ان جي لاءِ ثابت نه ٿا ٿين. ف١٠٥ يعني آخرالانبياء، جو مٿن نبوت ختم ٿي وئي ۽ سندن نبوت کان پوءِ ڪنهن کي نبوت نه ٿي ملي سگهي. ايستائين جو، جڏهن حضرت عيسىٰ عليه السلام نازل ٿيندو ۽ جيتوڻيڪ نبوت اڳي ئي حاصل ڪري چڪو آهي مگر نزول کان پوءِ به شريعتِ مُحمّديه تي عامل ٿيندو ۽ انهيءَ شريعت تي حُڪم ڪندو ۽ سندن ئي قبلي يعني ڪعبه معظمه جي طرف نماز پڙهندو. محبوب سائين جو آخري نبي هجڻ قطعي آهي. قرآني نص به ان ۾ وارد آهي ۽ صحاح جون گهڻيون حديثون، جيڪي حدِ تواتر کي پهچن ٿيون، انهن سڀني مان ثابت آهي ته محبوب سائين سڀ کان آخري نبي آهن، ڪائن بعد ڪو نبي ٿيڻ وارو نه آهي. جيڪو محبوب سائين جي نبوت کان پوءِ ڪنهن ٻئي کي نبوت ملڻ ممڪن ڄاڻي ۽ ختم نبوت جو منڪر ۽ ڪافر اسلام کان خارج آهي. ف١٠٦ ڇو ته صبح ۽ شام جا وقت ڏينهن ۽ رات جي ملائڪن جي گڏ ٿيڻ جا وقت آهن ۽ هي به چيو ويو آهي ته رات ۽ ڏينهن جي حصن جي ذڪر ڪرڻ سان ذڪر جي هميشگي جي طرف اشارو فرمايو ويو آهي. ف١٠٧ شان نزول:- حضرت انس رضي الله تعالىٰ عنه فرمايو ته جڏهن آيت اِنَّ اللّٰهَ وَمَلٰٓئِكَتَهٗ يُصَلُّوْنَ عَلَى النَّبِيِّ نازل ٿي، تڏهن حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالىٰ عنه عرض ڪيو يا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم! جڏهن توهان کي الله تعالىٰ ڪو فضل ۽ شرف عطا فرمائي ٿو ته پوءِ اسان نيازمندن کي به توهان جي طفيلي نوازي ٿو. ان تي هيءَ آيت الله تعالىٰ نازل فرمائي. ف١٠٨ يعني ڪفر، معصيت ۽ ناخدا شناسيءَ جي اونداهين کان حق، هدايت ۽ معرفت ۽ خدا شناسي جي روشني جي طرف هدايت فرمائي. ف١٠٩ ملڻ واري وقت مان مراد يا موت جو وقت آهي يا قبرن مان نڪرڻ جو يا جنت ۾ داخل ٿيڻ جو. روايت ٿيل آهي ته حضرت ملڪ الموت ڪنهن مؤمن جو روح ان کي سلام ڪرڻ کان سواءِ قبض نه ٿو فرمائي. حضرت ابن مسعود رضي الله تعالىٰ عنه کان روايت ٿيل آهي ته جڏهن حضرت ملڪ الموت مؤمن جو روح قبض ڪرڻ اچي ٿو ته چوي ٿو ته تنهنجو رب توتي سلام فرمائي ٿو ۽ هي به فرمايل آهي ته مؤمن جڏهن قبرن مان نڪرندا ته ملائڪ سلامتي جي خوشخبري جي طور تي انهن کي سلام ڪندا (جمل. خازن). ف١١٠ شاهد جو ترجمو حاضر و ناظر تمام بهترين ترجمو آهي. مفرداتِ راغب ۾ آهي اَلشُّهُوْدُ وَالشَّهَادَةُ اَلْحُضُوْرُ مَعَ الْمُشَاهَدَةِ اِمَّا بِالْبَصَرِ اَوْ بِالْبَصِيْرَةِ يعني شهود ۽ شهادت جي معنىٰ آهي حاضر هجڻ ناظر هجڻ سان گڏ بصر سان يا بصيرت سان ۽ گواهه کي به انهيءَ ڪري شاهد چوندا آهن ته اهو مشاهدي سان گڏ جيڪو علم رکي ٿو، ان کي بيان ڪري ٿو. محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن ساري جهان جي طرف مبعوث آهن. سندن رسالت عامه آهي، جهڙيءَ طرح سورة فرقان جي پهرينءَ آيت ۾ بيان ٿين ته پوءِ حضور پُرنور محبوب سرور ڪونين صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن قيامت تائين ٿيڻ واري ساري خلق جا شاهد آهن ۽ انهن جي اعمال ۽ افعال ۽ احوال ۽ تصديق، تڪذيب ۽ هدايت ۽ گمراهي سڀني جو مشاهدو فرمائن ٿا. (ابوالسعود ۽ جمل). ف١١١ يعني ايماندارن کي جنت جي خوشخبري ۽ ڪافرن کي جهنم جو خوف ٻڌائيندڙ. ف١١٢ يعني خلق کي طاعتِ الاهي جي دعوت ڏيندڙ. ف١١٣ سراج جو ترجمو سج قرآن ڪريم جي بالڪل مطابق آهي ته ان ۾ سج کي سراج فرمايو ويو آهي، جيئن سورة نوح ۾ وَجَعَلَ الشَّمْسَ سِرَاجًا ۽ آخري پاري جي پهرين سورة ۾ آهي وَجَعَلْنَا سِرَاجًا وَّهَّاجًا ۽ حقيقت ۾ هزارين سجن کان وڌيڪ روشني سندن نبوت جي نور پهچائي ۽ ڪفر ۽ شرڪ جي سخت اونداهين کي پنهنجي حقيقت افروز نور سان دور ڪري ڇڏيائون ۽ خلق جي لاءِ معرفت ۽ توحيد الاهي تائين پهچڻ جون واٽون روشن ۽ واضح ڪري ڇڏيون ۽ گمراهيءَ جي تاريڪ وادي ۾ وات وڃائڻ وارن کي پنهنجي هدايت جي انوار سان راهه ياب فرمايائون ۽ پنهنجي نبوت جي نور سان ضمائر ۽ بصائر ۽ قلوب ۽ ارواح کي منور ڪيائون. حقيقت ۾ سندن وجود مبارڪ اهڙو سج عالمتاب آهي، جنهن هزارين سج بنائي ڇڏيا. انهيءَ ڪري ان جي صفت ۾ منير ارشاد فرمايو ويو. ف١١٤ جيستائين ان باري ۾ الله تعالىٰ جي طرف کان ڪو حڪم ڏنو وڃي. ف١١٥ مسئلو:- هن آيت مان معلوم ٿيو ته جيڪڏهن عورت کي قربت کان اڳ طلاق ڏني وڃي ته ان تي عدت واجب نه آهي. مسئلو:- خلوتِ صحيحه قربت جي حڪم ۾ آهي. پوءِ جيڪڏهن خلوتِ صحيحه کان پوءِ طلاق واقع ٿي ته پوءِ عدت واجب ٿيندي، جيتوڻيڪ مباشرت واقع نه ٿي هجي. مسئلو:- هي حڪم مؤمنه ۽ ڪتابيه ٻنهي کي عام آهي، پر آيت ۾ مؤمنات جو ذڪر فرمائڻ هن طرف اشارو ڪندڙ آهي ته نڪاح ڪرڻ مؤمنه سان اولىٰ آهي.

سَرَاحًا جَمِيْلًا ﴿۲۹﴾ يٰۤاَيُّهَا النَّبِيُّ اِنَّاۤ اَحْلَلْنَا لَكَ اَزْوَاجَكَ الّٰتِيْۤ

وا۱۱٦ ۽ چڱي طرح سان ڇڏي ڏيو ڪا۱۱ اي نبي (غيب ٻڌائيندڙ) اسان تنهنجي واسطي حلال فرمايون

اٰتَيْتَ اُجُوْرَهُنَّ وَمَا مَلَكَتْ يَمِيْنُكَ مِمَّاۤ اَفَآءَ اللّٰهُ عَلَيْكَ وَ

تنهنجون اهي بيبيون جن کي تو مهر ڏنو وا۱۱۸ ۽ تنهنجي هٿ جو مال ٻانهيون جيڪي الله توکي غنيمت ۾

بَنٰتِ عَمِّكَ وَبَنٰتِ عَمّٰتِكَ وَبَنٰتِ خَالِكَ وَبَنٰتِ خٰلٰتِكَ

ڏنيون وا۱۱۹ ۽ تنهنجي چاچي جون ڌيئرون ۽ پڦين جون ڌيئرون ۽ مامن جون ڌيئرون ۽ ماسين جون

الّٰتِيْ هَاجَرْنَ مَعَكَ ۘ وَامْرَاَةً مُّؤْمِنَةً اِنْ وَّهَبَتْ نَفْسَهَا

ڌيئرون جن توسان گڏ هجرت ڪئي وا۱۲۰ ۽ ايمان واري عورت جيڪڏهن اها پنهنجي جان نبي جي نذر ڪري

لِلنَّبِيِّ اِنْ اَرَادَ النَّبِيُّ اَنْ يَّسْتَنْكِحَهَا ۗ خَالِصَةً لَّكَ مِنْ دُوْنِ

جيڪڏهن نبي ان کي نڪاح ۾ آڻڻ گهري وا۱۲۱ هي خاص تنهنجي واسطي آهي امت جي واسطي نه آهي وا۱۲۲

الْمُؤْمِنِيْنَ ؕ قَدْ عَلِمْنَا مَا فَرَضْنَا عَلَيْهِمْ فِيْۤ اَزْوَاجِهِمْ وَمَا

اسان کي معلوم آهي جيڪي اسان مسلمانن تي مقرر ڪيو آهي انهن جي زالن ۽ انهن جي هٿ جي ملڪيت ٻانهين ۾

مَلَكَتْ اَيْمَانُهُمْ لِكَيْلَا يَكُوْنَ عَلَيْكَ حَرَجٌ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ غَفُوْرًا

وا۱۲۳ اها تنهنجي خصوصيت هن لاءِ آهي ته توتي ڪا تنگي نه ٿئي وا۱۲۴ ۽ الله بخشڻهار مهربان آهي. پنهنجي هنن

رَّحِيْمًا ﴿۵۰﴾ تُرْجِيْ مَنْ تَشَآءُ مِنْهُنَّ وَتُـْٔوِيْۤ اِلَيْكَ مَنْ تَشَآءُ ؕ وَ

انهن مان جنهن کي گهرين ۽ پاڻ وٽ جاءِ ڏي جنهن کي گهرين وا۱۲۵ ۽ جنهن کي تو پاسي ڪري ڇڏيو هو ان

مَنِ ابْتَغَيْتَ مِمَّنْ عَزَلْتَ فَلَا جُنَاحَ عَلَيْكَ ؕ ذٰلِكَ اَدْنٰۤى

کي تنهنجو دل گهري ته ان ۾ به توتي ڪو گناه نه آهي وا۱۲٦ هي ڳالهه ان کي وڌيڪ ويجهي آهي جو انهن جون اکيون ٺرن

اَنْ تَقَرَّ اَعْيُنُهُنَّ وَلَا يَحْزَنَّ وَيَرْضَيْنَ بِمَاۤ اٰتَيْتَهُنَّ كُلُّهُنَّ ؕ

۽ غم نه ڪن ۽ تون انهن کي جو ڪجهه عطا فرمائين ان تي اهي سڀ راضي ٿي وڃن وا۱۲۷ ۽ الله ڄاڻي ٿو جيڪي

وَاللّٰهُ يَعْلَمُ مَا فِيْ قُلُوْبِكُمْ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ عَلِيْمًا حَلِيْمًا ﴿۵۱﴾ لَا يَحِلُّ

توهان سڀني جي دلين ۾ آهي ۽ الله علم ۽ حلم وارو آهي. ان کان پوءِ وا۱۲۸ ٻيون عورتون توتي

لَكَ النِّسَآءُ مِنْۢ بَعْدُ وَلَاۤ اَنْ تَبَدَّلَ بِهِنَّ مِنْ اَزْوَاجٍ وَّلَوْ

حلال نه آهن وا۱۲۹ ۽ نه هي جو انهن جي عيوض ٻيون بيبيون مٽائين وا۱۳۰

وا۱۱٦ مسئلو: يعني جيڪڏهن انهن جو مهر مقرر ٿي چڪو هو ته پوءِ خلوت کان اڳ طلاق ڏيڻ سان مڙس تي اڌ مهر واجب ٿيندو ۽ جيڪڏهن مهر مقرر نه ٿيو هو ته پوءِ هڪ جوڙو ڏيڻ واجب آهي، جنهن ۾ ٽي ڪپڙا ٿين ٿا. وا۱۱۷ چڱيءَ طرح ڇڏڻ هي آهي ته انهن جا حق ادا ڪيا وڃن ۽ انهن کي ڪو نقصان نه ڏنو وڃي ۽ انهن کي روڪيو وڃي نه، ڇو ته انهن تي عدت نه آهي. وا۱۱۸ مهر جي جلدي ۽ عقد ۾ تعين افضل آهي، حلت جو شرط نه آهي؛ ڇو ته مهر کي تڪڙي طريقي تي ڏيڻ يا ان کي مقرر ڪرڻ اولىٰ ۽ بهتر آهي، واجب نه آهي (تفسير احمدي). وا۱۱۹ مثلاً حضرت صفيه ۽ حضرت جويريه، جن کي محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن آزاد فرمايو ۽ انهن سان نڪاح ڪيائون. مسئلو: غنيمت ۾ ملڻ جو ذڪر به فضيلت جي لاءِ آهي؛ ڇو ته ٻانهيون هٿ هيٺ توڙي خريد ڪرڻ سان ملڪيت ۾ اچن هجن يا هبه سان يا وراثت سان يا وصيت سان، اهي سڀ حلال آهن. وا۱۲۰ گڏ هجرت ڪرڻ جو به قيد افضل جو بيان آهي؛ ڇو ته گڏ هجرت نه ڪرڻ جي باوجود به انهن مان هر هڪ حلال آهي ۽ هي به ٿي سگهي ٿو ته خاص محبوب سائين جن جي حق ۾ انهن عورتن جي حلت ان قيد سان گڏ مقيد هجي. جيئن ام هاني بنت ابو طالب جي روايت ان طرف اشارو ڪندڙ آهي. وا۱۲۱ معنىٰ هيءَ آهي ته اسان مسدن لاءِ ان مؤمنه عورت کي حلال ڪيو سي، جيڪا مهر ۽ نڪاح جي شرطن کان سواءِ پنهنجي جان پاڻ محبوب ڪريم جن کي هبه (بخشش) ڪري بشرطيڪ محبوب پاڪ جن ان کي نڪاح ۾ آڻڻ جو ارادو فرمائين. حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته هن ۾ آئنده جي حڪم جو بيان آهي؛ ڇو ته آيت جي نزول جي وقت محبوب سائين جي ازواج مطهرات مان ڪا به اهڙي نه هئي جيڪا هبه جي ذريعي زوجيت سان مشرف ٿي هجي ۽ جن مؤمنه بيبين پنهنجون جانيون حضور پرنور محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي نذر ڪيون، سي ميمونه بنت حارث، خوله بنت حڪيم، ام شريڪ ۽ زينب بنت خزيمه آهن (تفسير احمدي). وا۱۲۲ يعني نڪاح مهر کان سواءِ خاص توهان جي لاءِ جائز آهي، امت جي لاءِ نه آهي، امت تي هر حال ۾ مهر واجب آهي، توڙي اهي مهر مقرر نه ڪن يا قصداً مهر جي نفي ڪن. مسئلو: نڪاح هبه لفظ سان جائز آهي. وا۱۲۳ يعني گهر وارين جي حق ۾ جيڪو ڪجهه مقرر فرمايو آهي مهر ۽ شاهد ۽ واري جو واجب هجڻ ۽ چئن آزاد عورتن کي نڪاح ۾ آڻڻ. مسئلو: هن مان معلوم ٿيو ته شرعاً مهر جو مقدار الله تعالىٰ وٽ مقرر آهي ۽ اهو ڏهه درهم آهي، جنهن کان گهٽ ڪرڻ منع آهي، جيئن ته حديث شريف ۾ آهي. وا۱۲۴ جيڪا مٿي ذڪر ٿي ته عورتون توهان جي لاءِ صرف هبه سان مهر کان سواءِ حلال ڪيون ويون.

وا۱۲۵ يعني توهان کي اختيار ڏنو ويو آهي ته جنهن بيبيءَ کي چاهيو ۽ پاڻ وٽ رکو ۽ بيبين ۾ وارو مقرر ڪريو يا نه ڪريو پر ان اختيار جي باوجود محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن سڀني ازواج مطهرات سان عدل فرمائيندا هئا ۽ انهن جا وارا برابر رکندا هئا، حضرت سوده رضي الله تعالىٰ عنها کان سواءِ جنهن پنهنجي واري جو ڏينهن حضرت ام المؤمنين عائشه صديقه رضي الله تعالىٰ عنها کي ڏيئي ڇڏيو هو ۽ بارگاهِ رسالت ۾ عرض ڪيو هو ته منهنجي لاءِ اهو ئي ڪافي آهي ته منهنجو حشر توهان جي ازواج مطهرات ۾ ٿئي. حضرت عائشه صديقه رضي الله تعالىٰ عنها کان روايت ٿيل آهي ته هيءَ آيت انهن عورتن جي حق ۾ نازل ٿي، جن پنهنجيون جانيون محبوب سائين جي ذاتِ گرامي کي نذر ڪيون ۽ حضور محبوب پاڪ جن کي اختيار ڏنو ويو ته انهن مان جنهن کي چاهيو قبول ڪريو ان سان نڪاح ڪريو ۽ جنهن کي گهرو انڪار فرمايو. وا۱۲٦ يعني ازواج مطهرات مان توهان جنهن کي جدا ڪيو هو ۽ ختم ڪري ڇڏيو هجي، توهان جڏهن گهرو ان جي طرف التفات فرمايو ۽ ان کي نوازيو، ان جو توهان کي اختيار ڏنو ويو آهي. وا۱۲۷ ڇو ته جڏهن اهي هي ڄاڻينديون ته هي حوالي ڪرڻ ۽ هي اختيار توهان کي الله تعالىٰ جي طرف کان عطا ٿيو آهي ته پوءِ انهن جون دليون مطمئن ٿي رهنديون. وا۱۲۸ يعني انهن نون بيبين کان پوءِ جيڪي توهان جي نڪاح ۾ آهن جن کي توهان اختيار ڏنو ته انهن الله تعالىٰ ۽ محبوب رسول کي اختيار ڪيو. وا۱۲۹ ڇو ته محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي لاءِ ازواج مطهرات جو نصاب نو آهي، جيئن امت جي لاءِ چار. وا۱۳۰ يعني انهن کي طلاق ڏيئي انهن جي جاءِ تي ٻين عورتن سان نڪاح ڪريو. ايئن به نه ڪريو، هي احترام انهن ازواج مطهرات جي لاءِ هن ڪري آهي ته جڏهن محبوب حضرت پيغمبر ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن انهن کي اختيار ڏنو هو ته انهن الله تعالىٰ ۽ محبوب رسول کي اختيار ڪيو ۽ دنيا جي آرام کي ٺڪرائي ڇڏيو، اهڙيءَ طرح محبوب حضرت رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن انهن تي قناعت فرمائي ۽ بچاري تائين اهي ئي بيبيون محبوب سرورِ ڪونين الحبيبِ الحبال نبي صلى الله تعالىٰ عليه وآله وصحبه وسلم جن جي حضور اقدس ۾ رهيون. حضرت ام المؤمنين عائشه ۽ ام سلمه رضي الله تعالىٰ عنها کان روايت ٿيل آهي ته بچاري ۾ محبوب سائين جن لاءِ حلال ڪيو ويو هو ته جيترين عورتن سان چاهن نڪاح فرمائن. ان تقدير تي آيت منسوخ آهي ۽ ان جو ناسخ اِنَّاۤ اَحْلَلْنَا لَكَ اَزْوَاجَكَ آيت آهي.

اَعۡجَبَكَ حُسۡنُهُنَّ اِلَّا مَا مَلَكَتۡ يَمِيۡنُكَ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ عَلٰى

جيترڻيڪ توکي انهن جو حُسن وڻي مگر ٻانهيون تنهنجي هٿ جو مال ف١٣١ ۽ الله هر شيءِ تي

كُلِّ شَىۡءٍ رَّقِيۡبًا ﴿٥٢﴾ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا لَا تَدۡخُلُوۡا بُيُوۡتَ النَّبِىِّ

نگهبان آهي. اي ايمان وارؤ! نبي جي گهرن ۾ ف١٣٢ حاضر نه ٿيو ايستائين

اِلَّاۤ اَنۡ يُّؤۡذَنَ لَـكُمۡ اِلٰى طَعَامٍ غَيۡرَ نٰظِرِيۡنَ اِنٰٮهُ ۙ وَلٰـكِنۡ اِذَا

جو توهان کي اجازت نه ملي ف١٣٣ مثال طور کاڌي لاءِ سڏيا وڃو ايئن نه ته اتي کاڌي پچڻ جي راهه تڪيندا رهو ف١٣٤

دُعِيۡتُمۡ فَادۡخُلُوۡا فَاِذَا طَعِمۡتُمۡ فَانْتَشِرُوۡا وَلَا مُسۡتَاۡنِسِيۡنَ

ها جڏهن سڏيا وڃو ته حاضر ٿيو ۽ جڏهن کائي بيهو ته ٽڙي پکڙي وڃو نه هي ته ويٺي ڳالهين سان دل وندرايو

لِحَدِيۡثٍ ؕ اِنَّ ذٰلِكُمۡ كَانَ يُؤۡذِى النَّبِىَّ فَيَسۡتَحۡىٖ مِنۡكُمۡ وَاللّٰهُ

ف١٣٥ بيشڪ ان ۾ نبي کي تڪليف پهچي ٿي پوءِ اهو توهان جو لحاظ فرمائيندو رهيو ف١٣٦ ۽ الله حق فرمائڻ ۾

لَا يَسۡتَحۡىٖ مِنَ الۡحَـقِّ ؕ وَاِذَا سَاَلۡتُمُوۡهُنَّ مَتَاعًا فَسۡـَٔـلُوۡهُنَّ مِنۡ

نه ٿو شرمائي ۽ جڏهن توهان انهن کان ف١٣٧ ڪم جي ڪا شيءِ گهرو ته پردي جي ٻاهران گهرو

وَّرَآءِ حِجَابٍ ؕ ذٰ لِكُمۡ اَطۡهَرُ لِقُلُوۡبِكُمۡ وَقُلُوۡبِهِنَّ ؕ وَمَا كَانَ لَـكُمۡ اَنۡ

ان ۾ وڌيڪ پاڪائي آهي توهان جي دلين ۽ انهن جي دلين جي ف١٣٨ ۽ توهان کي حق نه ٿو رسي جو رسول الله

تُؤۡذُوۡا رَسُوۡلَ اللّٰهِ وَلَاۤ اَنۡ تَـنۡكِحُوۡۤا اَزۡوَاجَهٗ مِنۡۢ بَعۡدِهٖۤ اَبَدًا ؕ

کي تڪليف پهچايو ف١٣٩ ۽ نه هيءَ ته ان کان پوءِ ڪڏهن به سندس ٻيبين سان نڪاح ڪريو ف١٤٠

اِنَّ ذٰ لِكُمۡ كَانَ عِنۡدَ اللّٰهِ عَظِيۡمًا ﴿٥٣﴾ اِنۡ تُبۡدُوۡا شَيۡـًٔـا اَوۡ تُخۡفُوۡهُ

بيشڪ اها ڳالهه الله وٽ نهايت سخت آهي. ف١٤١ جيڪڏهن توهان ڪا ڳالهه ظاهر ڪريو يا لڪايو

فَاِنَّ اللّٰهَ كَانَ بِكُلِّ شَىۡءٍ عَلِيۡمًا ﴿٥٤﴾ لَا جُنَاحَ عَلَيۡهِنَّ فِىۡۤ اٰبَآئِهِنَّ

ته بيشڪ الله سڀ ڪجهه ڄاڻي ٿو. انهن تي حرج نه آهي ف١٤٢ پنهنجن ابن

وَلَاۤ اَبۡنَآئِهِنَّ وَلَاۤ اِخۡوَانِهِنَّ وَلَاۤ اَبۡنَآءِ اِخۡوَانِهِنَّ وَلَاۤ اَبۡنَآءِ

۽ پٽن ۽ ڀائرن ۽ ڀائٽين ۽ ڀاڻيجن ف١٤٣ ۽ پنهنجي

اَخَوٰتِهِنَّ وَلَا نِسَآئِهِنَّ وَلَا مَا مَلَكَتۡ اَيۡمَانُهُنَّ ۚ وَاتَّقِيۡنَ اللّٰهَ ؕ

دين جي عورتن ف١٤٤ ۽ پنهنجي ٻانهين ف١٤٥ ۽ الله کان ڊڄنديون رهو



ف١٣١ جو اها توهان جي لاءِ حلال آهي ۽ ان کان پوءِ حضرت ماريه قبطيه محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وسلم جن جي ملڪيت ۾ آئي ۽ انهن مان محبوب سائين جن جو فرزند حضرت ابراهيم پيدا ٿيو جنهن ننڍيءَ عمر ۾ وفات ڪئي. ف١٣٢ مسئلو: هن آيت مان معلوم ٿيو ته گهر مرد جو هوندو آهي ۽ انهيءَ ڪري ان کان اجازت حاصل ڪرڻ مناسب آهي. مٿي جي گهر کي عورت جو گهر به چيو وڃي ٿو ۽ هن لحاظ کان ته اها ان ۾ رهڻ جو حق رکي ٿي. انهيءَ سبب سان آيت وَاذۡكُرۡنَ مَا يُتۡلٰى فِىۡ بُيُوۡتِكُنَّ ۾ گهرن جي نسبت عورتن جي طرف ڪئي ويئي آهي. محبوب حضرت نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جا مڪان، جن ۾ محبوب سائين جن جي ازواج مطهرات جي رهائش هُئي ۽ محبوب سائين جن جي پردي فرمائڻ کان پوءِ به اهي پنهنجي حياتي تائين انهن ۾ ئي رهيون، سي ئي محبوب سائين جن جي ملڪيت هُئا ۽ محبوب سرور ڪائنات عليه الصلاة والتسليمات جن ازواج مطهرات کي هبه نه فرمايا هُئا بلڪ رهائش جي اجازت ڏني هئي. انهيءَ ڪري ازواج مطهرات جي وفات بعد انهن جي وارثن کي نه مليا بلڪ مسجد شريف ۾ داخل ڪيا ويا، جيڪو وقف آهي ۽ جنهن جو نفعو سڀني مسلمانن جي لاءِ عام آهي. ف١٣٣ هن مان معلوم ٿيو ته عورتن تي پردو لازم آهي ۽ ڌارين مردن کي ڪنهن به گهر ۾ اجازت کان سواءِ داخل ٿيڻ جائز نه آهي. آيت جيتوڻيڪ خاص ازواج مطهرات جي حق ۾ وارد آهي، پر ان جو حڪم سمورين مسلمان عورتن لاءِ عام آهي. شان نزول:- جڏهن حضرت محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن حضرت زينب سان نڪاح ڪيو ۽ وليمي جي عام دعوت فرمايائون ته جماعتن جون جماعتون اينديون ويون ۽ طعام کائڻ کان پوءِ فارغ ٿي هلنديون پئي ويون. پڇاڙيءَ ۾ ٽي سڳورا اهڙا هُئا، جيڪي کائڻ کان پوءِ فارغ ٿي اتي ويهي رهيا ۽ انهن گفتگوءَ جو ڊگهو سلسلو شروع ڪري ڏنو ۽ گهڻي دير تائين ويٺا رهيا. مڪان به سوڙهو هو ان ڪري گهر وارن کي تڪليف ٿي ۽ حرج ٿيو جو اهي انهن جي ڪري پنهنجو ڪم ڪاج نه ڪري سگهيا. محبوب رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن اٿيا ۽ ازواج مطهرات جي حجرن ۾ تشريف وٺي ويا ۽ دوره فرمائي تشريف آندائون. ان وقت تائين اهي ماڻهو پنهنجين ڳالهين ۾ ئي لڳل هُئا. حضور محبوب ڪريم جن وري واپس ٿي ويا. اهو ڏسي ڪري اهي ماڻهو روانا ٿيا. تڏهن حضور محبوب اقدس صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن دولت سراءِ ۾ داخل ٿيا ۽ دروازي تي پردو لٽڪايائون. ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي. هن مان حضور محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جو ڪمال حياء ۽ شانِ ڪرم ۽ حُسنِ اخلاق معلوم ٿئي ٿو ته ضرورت جي باوجود صحابه ڪرام کي هي نه فرمايائون ته ٻاهر هليا وڃو، بلڪ جيڪو طريقو اختيار فرمايائون، سو حُسنِ آداب جو اعليٰ ترين معلم آهي. ف١٣٤ مسئلو: هن مان معلوم ٿيو ته دعوت کان سواءِ ڪنهن وٽ کائڻ نه وڃي. ف١٣٥ جو اهو گهر وارن جي تڪليف ۽ انهن جي حرج جو سبب آهي. ف١٣٦ ۽ انهن کي هلي وڃڻ جي لاءِ نه فرمائن پيا. ف١٣٧ يعني ازواج مطهرات کان. ف١٣٨ جو وسوسن ۽ خطرن کان امن رهي ٿو. ف١٣٩ ۽ ڪو ڪم اهڙو ڪريو، جيڪو دل اقدس تي ڳرو هجي. ف١٤٠ ڇو ته جنهن عورت سان محبوب رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن عقد فرمايو، اها حضور جن کان سواءِ هر شخص تي هميشه جي لاءِ حرام ٿي ويئي. اهڙيءَ طرح اهي ٻانهيون، جيڪي خدمت جي اجازت لهڻ واريون ٿيون ۽ قربت سان سرفراز فرمايون ويون، اهي به اهڙيءَ طرح سڀني جي لاءِ حرام آهن. ف١٤١ هن ۾ خبر ڏني پئي آهي ته الله تعاليٰ پنهنجي حبيب صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن کي تمام وڏي عظمت عطا فرمائي ۽ سندن حرمت هر حال ۾ واجب ڪيائين. ف١٤٢ يعني انهن ٻيبين تي ڪجهه گناهه نه آهي ته هن ۾ ته اهي انهن ماڻهن کان پردو نه ڪن، جن جو آيت ۾ اڳتي ذڪر فرمايو وڃي ٿو. شان نزول:- جڏهن پرده جو حڪم نازل ٿيو ته عورتن جي پيئرن، پٽن ۽ ويجهن رشتيدارن محبوب رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي خدمتِ اقدس ۾ عرض ڪيو يا رسول الله (صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم)! ڇا اسان پنهنجين مائرن ۽ ڌيئرن سان پردي جي ٻاهران گفتگو ڪريون؟ ان تي هيءَ آيت نازل ٿي. ف١٤٣ يعني انهن مائٽن جي سامهون اچڻ ۽ انهن سان ڪلام ڪرڻ ۾ ڪو حرج نه آهي. ف١٤٤ يعني مسلمان ٻيبين جي سامهون اچڻ جائز آهي ۽ ڪافره عورتن کان پردو ڪرڻ ۽ پنهنجو جسم لڪائڻ لازم آهي جسم جي انهن حصن کان سواءِ، جيڪي گهر جي ڪم ڪار جي لاءِ کولڻ ضروري ٿين ٿا. (جمل). ف١٤٥ هتي چاچن ۽ مامن جو جيتوڻيڪ ذڪر نه ڪيو ويو، ڇو ته اهي والدين جي حڪم ۾ آهن.

إِنَّ اللّٰهَ كَانَ عَلٰى كُلِّ شَىْءٍ شَهِيْدًا ﴿٥٥﴾ إِنَّ اللّٰهَ وَمَلٰٓئِكَتَهٗ

بيشڪ هرشيءِ الله جي اڳيان آهي. بيشڪ الله ۽ ان جا ملائڪ درود موڪلين ٿا

يُصَلُّوْنَ عَلَى النَّبِيِّ ۭ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا صَلُّوْا عَلَيْهِ وَسَلِّمُوْا

هن نبي (غيب ٻڌائيندڙ) تي اي ايمان وارؤ! ان (محبوب) تي درود پڙهو ۽ خوب سلام موڪليو

تَسْلِيْمًا ﴿٥٦﴾ إِنَّ الَّذِيْنَ يُؤْذُوْنَ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ لَعَنَهُمُ اللّٰهُ فِى

ف١٤٦ . بيشڪ جيڪي تڪليف ڏين ٿا الله ۽ ان جي رسول کي انهن تي الله جي لعنت آهي دُنيا

الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ وَاَعَدَّ لَهُمْ عَذَابًا مُّهِيْنًا ﴿٥٧﴾ وَالَّذِيْنَ

۽ آخرت ۾ ف١٤٧ ۽ الله انهن جي واسطي ذلت جو عذاب تيار ڪري رکيو آهي ف١٤٨ ۽ جيڪي

يُؤْذُوْنَ الْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنٰتِ بِغَيْرِ مَا اكْتَسَبُوْا فَقَدِ احْتَمَلُوْا

تڪليف ڏين ٿا ايمان وارن مردن ۽ عورتن کي بغير ڪنهن سبب جي پوءِ بيشڪ انهن پنهنجي مٿي تي بهتان

بُهْتَانًا وَّاِثْمًا مُّبِيْنًا ﴿٥٨﴾ يٰٓاَيُّهَا النَّبِيُّ قُلْ لِّاَزْوَاجِكَ وَبَنٰتِكَ وَ

۽ کليو گناهه کنيو. ف١٤٩ اي نبي پنهنجي بيبين ۽ صاحبزادين ۽ مسلمانن

نِسَآءِ الْمُؤْمِنِيْنَ يُدْنِيْنَ عَلَيْهِنَّ مِنْ جَلَابِيْبِهِنَّ ۭ ذٰلِكَ اَدْنٰٓى

جي عورتن کي فرماءِ ته پنهنجي چادرن جو هڪ حصو پنهنجي مُنهن تي رکن ف١٥٠ هي وڌيڪ ويجهو آهي

اَنْ يُّعْرَفْنَ فَلَا يُؤْذَيْنَ ۭ وَكَانَ اللّٰهُ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا ﴿٥٩﴾ لَئِنْ لَّمْ يَنْتَهِ

جو سندن سڃاڻپ ٿئي ف١٥١ ته جيئن تڪليف نه ڏنيون وڃن ف١٥٢ ۽ الله بخشڻهار مهربان آهي

الْمُنٰفِقُوْنَ وَالَّذِيْنَ فِىْ قُلُوْبِهِمْ مَّرَضٌ وَّالْمُرْجِفُوْنَ

جيڪڏهن نه مڙيا منافق ف١٥٣ ۽ جن جي دلين ۾ مرض آهي ف١٥٤ ۽ مديني ۾ ڪوڙ پکيڙڻ وارا

فِى الْمَدِيْنَةِ لَنُغْرِيَنَّكَ بِهِمْ ثُمَّ لَا يُجَاوِرُوْنَكَ فِيْهَآ اِلَّا

ف١٥٥ ته ضرور اسان توکي انهن تي شهه ڏينداسين ف١٥٦ پوءِ اهي مديني ۾ تو وٽ نه رهندا مگر

قَلِيْلًا ﴿٦٠﴾ مَّلْعُوْنِيْنَ ۚ اَيْنَمَا ثُقِفُوْٓا اُخِذُوْا وَقُتِّلُوْا تَقْتِيْلًا ﴿٦١﴾

ٿورا ڏينهن ف١٥٧ . ڦٽڪار پيل جاتي به مِلن پڪڙيا وڃن ۽ چونڊي قتل ڪيا وڃن.

سُنَّةَ اللّٰهِ فِى الَّذِيْنَ خَلَوْا مِنْ قَبْلُ ۚ وَلَنْ تَجِدَ لِسُنَّةِ اللّٰهِ

الله جو طريقو هليو اچي ٿو انهن ماڻهن ۾ جيڪي اڳي گذري ويا ف١٥٨ ۽ تون الله جو دستور هرگز مٽبو

ف١٤٦ محبوب سرورِ ڪونين صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن تي درود ۽ سلام موڪلڻ واجب آهي. هرهڪ مجلس ۾ سندن ذڪر ڪرڻ واري تي ۽ ٻڌڻ واري تي به هڪ ڀيرو ۽ ان کان وڌيڪ مستحب آهي. اهوئي قول ڀروسي وارو آهي ۽ ان تي جمهور آهي ۽ نماز جي پوئين قعدي ۾ التحيات کان پوءِ درود شريف پڙهڻ سنت آهي ۽ سندن اتباع ڪري سندن آل، اصحاب ۽ ٻين مؤمنن تي به درود موڪلي سگهجي ٿو يعني درود شريف ۾ سندن نالي اقدس کان پوءِ انهن کي شامل ڪري سگهجي ٿو ۽ مستقل طور تي محبوب سائينءَ جن کان سواءِ انهن مان ڪنهن تي درود موڪلڻ مڪروه آهي. مسئلو:- درود شريف ۾ آل ۽ اصحاب جو ذڪر متوارث آهي ۽ هي به چيو ويو آهي ته آل جي ذڪر کان سواءِ مقبول نه آهي. درود شريف: الله تعالىٰ جي طرف کان محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وصحبه وبارڪ وسلم جن جي تڪريم آهي. عالمن اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ جي معنىٰ هيءَ ڪئي آهي ته يارب! محبوب محمد مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي عظمت عطا فرماءِ، دُنيا ۾ سندن دين بلند ۽ سندن دعوت غالب فرمائي ۽ سندن شريعت کي بقا عنايت فرمائي ۽ آخرت ۾ سندن شفاعت قبول فرمائي سندن ثواب زياده ڪري ۽ اولين ۽ آخرين تي سندن فضيلت جو اظهار فرمائي ۽ نبين، رسولن، ملائڪن ۽ سموري خلق تي سندن شان بلند ڪري. مسئلو:- درود شريف جون گهڻيون برڪتون ۽ فضيلتون آهن. حديث شريف ۾ آهي ته محبوب سيدِ عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ته جڏهن درود موڪلڻ وارو مون تي درود موڪلي ٿو ته ملائڪ ان جي لاءِ مغفرت جي دُعا گهرن ٿا. مسلم شريف جي حديث شريف ۾ آهي ته جيڪو مون تي هڪ ڀيرو درود موڪلي ٿو ته الله تعالىٰ ان تي ڏهه ڀيرا موڪلي ٿو. ترمذي جي حديث شريف ۾ آهي ته بخيل اهو آهي جنهن جي سامهون منهنجو ذڪر ڪيو وڃي ۽ اهو درود نه موڪلي. ف١٤٧ اهي ايذاءَ ڏيڻ وارا ڪافر آهن، جيڪي الله تعالىٰ جي شان ۾ اهڙيون ڳالهيون چون ٿا جن کان اهو منزه ۽ پاڪ آهي ۽ محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي تڪذيب ڪن ٿا انهن تي ٻنهي جهانن ۾ لعنت. ف١٤٨ آخرت ۾. ف١٤٩ شانِ نزول:- هيءَ آيت انهن منافقن جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪي حضرت علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنه کي ايذاءَ ڏيندا هئا ۽ سندس حق ۾ بدگوئي ڪندا هئا. حضرت فضيل فرمايو ته ڪتي ۽ سوئر کي به ناحق ايذاءَ ڏيڻ حلال نه آهي ته پوءِ مؤمنن ۽ مؤمنياڻين کي ايذاءَ ڏيڻ ڪيتري قدر بدترين جرم آهي. ف١٥٠ ۽ مٿي ۽ منهن کي لڪائن، جڏهن انهن کي ڪنهن حاجت جي لاءِ نڪرڻو هجي. ف١٥١ ته اهي آزاد عورتون آهي. ف١٥٢ ۽ منافق انهن جي پويان نه پون. منافقن جي عادت هئي ته اهي ٻانهين کي ڇيڙيندا هئا ان ڪري آزاد عورتن کي حڪم ڏنو ويو ته اهي چادرن سان جسم ڍڪي، مٿو ۽ منهن ڍڪي ٻانهين کان پنهنجي حالت جدا ڪري ڇڏن. ف١٥٣ پنهنجي نفاق کان. ف١٥٤ ۽ جيڪي بُرا خيال رکن ٿا يعني فاجر ۽ بدڪار آهن ۽ اهي جيڪڏهن پنهنجي بدڪاري کان باز نه اچن. ف١٥٥ جيڪي اسلامي لشڪرن جي متعلق ڪوڙيون خبرون ظاهر ڪندا هئا ۽ هي مشهور ڪندا هئا ته مسلمانن کي شڪست ٿي وئي ۽ اهي قتل ڪيا ويا. دُشمن حملو آور اچي رهيا آهن ۽ انهن جو مقصد مسلمانن جي دل شڪني ۽ انهن کي پريشاني ۾ وجهڻ هوندو هو. انهن ماڻهن جي متعلق ارشاد فرمايو وڃي ٿو ته جيڪڏهن اهي انهن حرڪتن کان باز نه اچن. ف١٥٦ ۽ توهان کي انهن تي مسلط ڪنداسون. ف١٥٧ وري مدينه طيبه انهن کان خالي ڪرايو ويندو ۽ اهي اتان ڪڍيا ويندا. ف١٥٨ يعني اڳين اُمتن جا منافق، جيڪي اهڙيون حرڪتون ڪندا هئا انهن جي لاءِ به سنتِ الاهيه اهائي رهي ته جتي لڌا وڃن ماريا وڃن.

تَبْدِيلًا ﴿٦٢﴾ يَسْأَلُكَ النَّاسُ عَنِ السَّاعَةِ ۖ قُلْ إِنَّمَا عِلْمُهَا عِندَ

نه ڏسندين . ماڻهو توکان قيامت بابت پڇن ٿا ف١٥٩ تون فرماءِ ان جو علم ته الله وٽ ئي آهي

اللَّهِ ۚ وَمَا يُدْرِيكَ لَعَلَّ السَّاعَةَ تَكُونُ قَرِيبًا ﴿٦٣﴾ إِنَّ اللَّهَ

۽ توکي ڪهڙي خبر شايد قيامت ويجهي ئي هجي ف١٦٠. بيشڪ الله ڪافرن تي

لَعَنَ الْكَافِرِينَ وَأَعَدَّ لَهُمْ سَعِيرًا ﴿٦٤﴾ خَالِدِينَ فِيهَا أَبَدًا ۖ

لعنت فرمائي ۽ انهن جي واسطي ڀڙڪندڙ باهه تيار ڪري رکي اٿس . ان ۾ هميشه رهندا

لَّا يَجِدُونَ وَلِيًّا وَلَا نَصِيرًا ﴿٦٥﴾ يَوْمَ تُقَلَّبُ وُجُوهُهُمْ فِي

ان ۾ نه ڪو حمايتي لهندا ۽ نه مددگار ف١٦١ جنهن ڏينهن انهن جا منهن ڦيرائي ڦيرائي باهه ۾ ترپايا ويندا

النَّارِ يَقُولُونَ يَا لَيْتَنَا أَطَعْنَا اللَّهَ وَأَطَعْنَا الرَّسُولَا ﴿٦٦﴾ وَقَالُوا

چوندا هاءِ اسان ڪنهن طرح الله جو حڪم مڃيو هجي ها ۽ رسول جي فرمانبرداري ڪئي هجي ها ف١٦٢ ۽ چوندا اي اسان جا

رَبَّنَا إِنَّا أَطَعْنَا سَادَتَنَا وَكُبَرَاءَنَا فَأَضَلُّونَا السَّبِيلَا ﴿٦٧﴾ رَبَّنَا

رب اسان پنهنجن سردارن ۽ پنهنجن وڏن جي چئي تي هلياسي ف١٦٣ پوءِ انهن اسان کي واٽ کان ڀٽڪائي ڇڏيو - اي اسان جا رب

آتِهِمْ ضِعْفَيْنِ مِنَ الْعَذَابِ وَالْعَنْهُمْ لَعْنًا كَبِيرًا ﴿٦٨﴾ يَا أَيُّهَا الَّذِينَ

انهن کي باهه جو ٻيڻو عذاب ڏي ف١٦٤ ۽ انهن تي وڏي لعنت ڪر اي ايمان وارؤ!

آمَنُوا لَا تَكُونُوا كَالَّذِينَ آذَوْا مُوسَىٰ فَبَرَّأَهُ اللَّهُ مِمَّا قَالُوا ۚ وَكَانَ

ف١٦٥ انهن وانگر نه ٿجو جن موسیٰ کي ستايو ف١٦٦ پوءِ الله ان کي بري فرمائي ڇڏيو انهن ڳالهه کان جيڪا انهن

عِندَ اللَّهِ وَجِيهًا ﴿٦٩﴾ يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا اتَّقُوا اللَّهَ وَقُولُوا

چئي ف١٦٧ ۽ موسیٰ الله وٽ عزت وارو آهي ف١٦٨ . اي ايمان وارؤ! الله کان ڊڄو ۽

قَوْلًا سَدِيدًا ﴿٧٠﴾ يُصْلِحْ لَكُمْ أَعْمَالَكُمْ وَيَغْفِرْ لَكُمْ ذُنُوبَكُمْ ۗ

سڌي ڳالهه چئو ف١٦٩ توهان جا عمل توهان جي واسطي نيڪ ڪري ڇڏيندو ف١٧٠ ۽ توهان جا گناهه

وَمَن يُطِعِ اللَّهَ وَرَسُولَهُ فَقَدْ فَازَ فَوْزًا عَظِيمًا ﴿٧١﴾ إِنَّا

بخشي ڇڏيندو ۽ جيڪو الله ۽ ان جي رسول جي فرمانبرداري ڪندو ان وڏي ڪاميابي لڌي.

عَرَضْنَا الْأَمَانَةَ عَلَى السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ وَالْجِبَالِ فَأَبَيْنَ

بيشڪ اسان امانت پيش فرمائي ف١٧١ آسمانن ۽ زمين ۽ جبلن تي پوءِ انهن ان جي کڻڻ کان



ف١٥٩ ته ڪڏهن قائم ٿيندي . شانِ نزول :- مشرڪ ته مسخري ۽ ٺٺولي جي طريقي تي محبوب رسول ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کان قيامت جو وقت معلوم ڪندا هئا، جڻ ته انهن کي تمام جلدي آهي ۽ يهودي ان کي امتحان جي طور پڇندا هئا ڇو ته توريت ۾ ان جو علم مخفي رکيو ويو هو. پوءِ الله تعالیٰ پنهنجي محبوب نبي ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کي حڪم فرمايو. ف١٦٠ هن ۾ جلدي ڪرڻ وارن کي ڊيڄارڻ ۽ امتحان جي طور سوال ڪرڻ وارن جو عاجز ڪرڻ ۽ چپ ڪرڻ آهي. ف١٦١ جيڪو انهن کي عذاب کان بچائي سگهي. ف١٦٢ دنيا ۾ ته پوءِ اسان اڄ هن عذاب ۾ گرفتار نه ٿيون ها. ف١٦٣ يعني قوم جي سردارن ۽ وڏي عمر جي ماڻهن ۽ پنهنجي جماعت جي عالمن جي چوڻ تي، انهن اسان کي ڪفر جي تلقين ڪئي. ف١٦٤ ڇو ته اهي پاڻ به گمراهه ٿيا ۽ انهن ٻين کي به گمراهه ڪيو. ف١٦٥ محبوب حضرت پيغمبر ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن جو ادب ۽ احترام بجا آڻيو ۽ ڪو ڪم اهڙو نه ڪريو جيڪو سندن رنج ۽ ملال جو سبب ٿئي. ف١٦٦ يعني انهن بني اسرائيلن وانگر نه ٿيو جيڪي اگهاڙا وهنجندا هئا ۽ حضرت موسیٰ عليه السلام تي طعن ڪندا هئا ته حضرت موسیٰ اسان سان گڏ ڇو نه ٿو وهنجي، کيس ڪوڙهه وغيره جي ڪا بيماري آهي. ف١٦٧ هن طرح ته جڏهن هڪ ڏينهن حضرت موسیٰ عليه السلام غسل جي لاءِ هڪ اڪيلي جڳهه ۾ پٿر تي ڪپڙا لاهي رکيا ۽ غسل شروع ڪيائين ته پٿر سندس ڪپڙا کڻي وڃي ڀڳو. پاڻ ڪپڙن کڻڻ خاطر ان طرف وڌيو ته بني اسرائيلن کيس ڏسي ورتو ته جسم مبارڪ تي ڪو داغ يا ڪو عيب نه آهي. ف١٦٨ مرتبي وارو، منزلت جو مالڪ ۽ مستجاب الدعوات. ف١٦٩ يعني سچي ۽ درست، حق ۽ انصاف جي ۽ پنهنجي زبان ۽ ڪلام جي حفاظت رکو. هيءُ ڀلاين جو اصل آهي. ايئن ڪندؤ ته الله تعالیٰ توهان تي ڪرم فرمائيندو ۽. ف١٧٠ توهان کي نيڪين جي توفيق ڏيندو ۽ توهان جون عبادتون قبول فرمائيندو. ف١٧١ حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته امانت مان مراد اطاعت ۽ فرض آهن، جن کي الله تعالیٰ پنهنجن ٻانهن تي پيش ڪيو. انهن کي آسمانن، زمينن، جبلن تي پيش ڪيو هو ته جيڪڏهن اهي انهن کي ادا ڪندا ته ثواب حاصل ڪندا، نه ادا ڪندا ته عذاب ڪيو ويندن. حضرت ابن مسعود رضی الله تعالیٰ عنه فرمايو ته امانت نمازون ادا ڪرڻ، زڪوٰة ڏيڻ رمضان المبارڪ جا روزا رکڻ، ڪعبة الله شريف جو حج ڪرڻ، سچ ڳالهائڻ، ماپ ۽ تور ۾ ماڻهن جي رکيل امانتن ۾ عدل ڪرڻ آهي. ڪن چيو ته امانت مان مراد اهي سڀ شيون آهن، جن جو حڪم ڏنو ويو ۽ جن جي مما نعت ڪئي وئي. حضرت عبدالله بن عمرو بن عاص فرمايو ته سمورا عضوا ڪن، هٿ، پير وغيره سڀ امانت آهن. ان جو ايمان ئي ڇا جيڪو امانتدار نه هجي. حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته امانت مان مراد ماڻهن جي رکيل امانتن ۽ واعدن جو پورو ڪرڻ آهي. پوءِ هر مؤمن تي فرض آهي ته نه ڪنهن مؤمن جي خيانت ڪري، نه ڪافر واعدي واري جي، نه ٿوري ۾ نه گهڻي ۾. الله تعالیٰ اها امانت دولت آسمانن، زمين ۽ جبلن تي پيش فرمائي. پوءِ انهن کي فرمايائين ته پوءِ ڇا توهان انهن امانتن کي ان جي ذميداري سان کڻندؤ؟ انهن عرض گذاريو ذميداري ڇا آهي؟ فرمايائين هي ته جيڪڏهن توهان انهن کي چڱي طرح ادا ڪندؤ ته توهان کي جزا ڏني ويندي ۽ جيڪڏهن نافرماني ڪندؤ ته توهان کي عذاب ڪيو ويندو. انهن عرض ڪيو نه، اي رب! اسان تنهنجي حڪم جا مطيع آهيون، نه ثواب گهرون، نه عذاب ۽ انهن جو هي عرض ڪرڻ خوف ۽ ڊپ کان هو ۽ امانت اختيار جي طور سان پيش ڪئي وئي هئي يعني انهن کي اختيار ڏنو ويو هو ته پاڻ ۾ همت ۽ قوت لهو ته کڻو، ورنه معذرت ڪريو. ان جو کڻڻ لازم نه ڪيو ويو هو ۽ جيڪڏهن لازم ڪيو وڃي ها ته پوءِ اهي انڪار نه ڪن ها.

أَن يَحْمِلْنَهَا وَأَشْفَقْنَ مِنْهَا وَحَمَلَهَا الْإِنسَانُ ۖ إِنَّهُ كَانَ

انڪار ڪيو ۽ ان کان ڊڄي ويا ف١٧٢ انسان انهيءَ کي کڻي ورتو بيشڪ اهو پنهنجي جان کي سخت مشقت ۾ وجهڻ

ظَلُومًا جَهُولًا ﴿٧٢﴾ لِّيُعَذِّبَ اللَّهُ الْمُنَافِقِينَ وَالْمُنَافِقَاتِ وَ

وارو وڏو نادان آهي. جيئن الله عذاب ڏي منافق مردن ۽ منافق عورتن ۽

الْمُشْرِكِينَ وَالْمُشْرِكَاتِ وَيَتُوبَ اللَّهُ عَلَى الْمُؤْمِنِينَ

مشرڪ مردن ۽ مشرڪ عورتن کي ف١٧٣ ۽ الله توبه قبول فرمائي مسلمان مردن ۽ مسلمان عورتن جي

وَالْمُؤْمِنَاتِ ۗ وَكَانَ اللَّهُ غَفُورًا رَّحِيمًا ﴿٧٣﴾

۽ الله بخشڻهار مهربان آهي.

سُورَةُ سَبَإٍ ٣٤ مَكِّيَّةٌ ٥٨ — آيَاتُهَا ٥٤ — رُكُوعَاتُهَا ٦

سورة سبا مڪي آهي ان ۾ چوونجاهه آيتون ۽ ڇهه رڪوع آهن.

بِسْمِ اللَّهِ الرَّحْمَٰنِ الرَّحِيمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١

الْحَمْدُ لِلَّهِ الَّذِي لَهُ مَا فِي السَّمَاوَاتِ وَمَا فِي الْأَرْضِ وَلَهُ

سڀ خوبيون الله جي واسطي جنهن جي ملڪيت آهي جو ڪجهه آسمانن ۾ آهي ۽ جو ڪجهه زمين ۾ ف٢

الْحَمْدُ فِي الْآخِرَةِ ۚ وَهُوَ الْحَكِيمُ الْخَبِيرُ ﴿١﴾ يَعْلَمُ مَا يَلِجُ فِي

۽ آخرت ۾ ان جي ئي تعريف آهي ف٣ ۽ اهوئي آهي حڪمت وارو خبردار ڄاڻي ٿو جو ڪجهه زمين ۾ وڃي ٿو

الْأَرْضِ وَمَا يَخْرُجُ مِنْهَا وَمَا يَنزِلُ مِنَ السَّمَاءِ وَمَا يَعْرُجُ

ف٤ ۽ جو ڪجهه زمين مان نڪري ٿو ف٥ ۽ جيڪي آسمان کان لهي ٿو ف٦ ۽ جيڪي ان ۾ مٿي چڙهي ٿو

فِيهَا ۚ وَهُوَ الرَّحِيمُ الْغَفُورُ ﴿٢﴾ وَقَالَ الَّذِينَ كَفَرُوا

ف٧ اهوئي مهربان بخشڻ وارو آهي ۽ ڪافرن چيو اسان تي قيامت

لَا تَأْتِينَا السَّاعَةُ ۖ قُلْ بَلَىٰ وَرَبِّي لَتَأْتِيَنَّكُمْ عَالِمِ الْغَيْبِ ۖ

نه ايندي ف٨ تون فرماءِ ڇو نه منهنجي رب جو قسم بيشڪ ضرور توهان تي ايندي. غيب ڄاڻڻ وارو

لَا يَعْزُبُ عَنْهُ مِثْقَالُ ذَرَّةٍ فِي السَّمَاوَاتِ وَلَا فِي الْأَرْضِ وَ

ف٩ ان کان غائب نه آهي ذري برابر ڪا به شيءِ آسمانن ۾ ۽ نه زمين ۾ ۽

ف١٧٢ جو جيڪڏهن ادا نه ڪندا سون ته عذاب ڪيو ويندو ته پوءِ الله تعالیٰ عزّوجلّ اها امانت حضرت آدم عليه السلام جي اڳيان پيش ڪئي ۽ فرمايائين ته مان آسمانن ۽ زمينن ۽ جبلن تي پيش ڪئي هئي، اهي نه کڻي سگهيا. ڇا تون ان جي ذميداري سان گڏ ان کي کڻي سگهندين؟ حضرت آدم اقرار ڪيو.

ف١٧٣ چيو ويو آهي ته معنيٰ هيءَ آهي ته اسان امانت پيش ڪئي ته جيئن منافق جو نفاق ۽ مشرڪن جو شرڪ ظاهر ٿئي ۽ الله تعالیٰ انهن کي عذاب فرمائي ۽ مؤمن جيڪي امانت جي ادا ڪرڻ وارا آهن، تن جي ايمان جو اظهار ٿئي ۽ الله تبارڪ وتعالیٰ انهن جي توبه قبول فرمائي ۽ انهن تي رحمت ۽ مغفرت ڪري، جيترڻيڪ انهن کان ڪن عبادتن ۾ ڪجهه تقصير به ٿي هجي. (خازن) ع ۵/٦

ف١ سورة سبا مڪي آهي آيت وَيَرَى الَّذِينَ أُوتُوا الْعِلْمَ کان سواءِ. هن ۾ ڇهه رڪوع، چوونجاهه آيتون، اٺ سؤ ٽيٽيهه ڪلما ۽ هڪ هزار پنج سؤ ٻارهن حرف آهن.

ف٢ يعني هر شيءِ جو مالڪ، خالق ۽ حاڪم الله تعالیٰ آهي ۽ هر نعمت انهيءَ جي طرفان آهي ته پوءِ اهوئي حمد وثنا جو مستحق ۽ لائق آهي.

ف٣ يعني جڏهن دنيا ۾ حمد جو حقدار الله تعالیٰ آهي، تيئن ئي آخرت ۾ به حمد جو حقدار اهوئي آهي ڇو ته ٻئي جهان انهيءَ جي نعمتن سان ڀريل آهن. دنيا ۾ ته ٻانهن تي سندس حمد ۽ ثنا واجب آهي ڇو ته اهو دارالتڪليف آهي ۽ آخرت ۾ جنتي نعمتن جي سرور ۽ راحتن جي خوشيءَ ۾ سندس حمد ڪندا.

ف٤ يعني زمين جي اندر داخل ٿئي ٿو، جيئن برسات جو پاڻي مثل ۽ لڪل شيءِ.

ف٥ جيئن ساوڪ وڻ، چشما ۽ کاڻيون ۽ حشر جي وقت مُڙد.

ف٦ جيئن برسات، برف، اَڪاءِ نمونا نمونا جون برڪتون ۽ ملائڪ.

ف٧ جيئن ملائڪ، دعائون ۽ ٻانهن جا عمل.

ف٨ يعني انهن قيامت جي اچڻ جو انڪار ڪيو.

ف٩ يعني منهنجو رب غيب جو ڄاڻندڙ آهي، ان کان ڪا به شيءِ مخفي نه آهي ته پوءِ قيامت جو اچڻ ۽ ان جي قائم ٿيڻ جو وقت به ان جي علم ۾ آهي.

لَآ اَصْغَرُ مِنْ ذٰلِكَ وَلَآ اَكْبَرُ اِلَّا فِىْ كِتٰبٍ مُّبِيْنٍ ۟ۙ لِّيَجْزِىَ

نه ان کان ننڍي ۽ نه ان کان وڏي مگر هڪ صاف ٻڌائڻ واري ڪتاب ۾ آهي ف١٠ جيئن انعام ڏي

الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ ؕ اُولٰٓئِكَ لَهُمْ مَّغْفِرَةٌ وَّرِزْقٌ

انهن کي جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون هي آهن جن جي واسطي بخشش آهي ۽ عزت جي روزي

كَرِيْمٌ ۝ وَالَّذِيْنَ سَعَوْ فِىْٓ اٰيٰتِنَا مُعٰجِزِيْنَ اُولٰٓئِكَ لَهُمْ عَذَابٌ

ف١١ ۽ جن اسان جي آيتن ۾ شڪست جي ڪوشش ڪئي ف١٢ انهن جي واسطي سخت دردناڪ عذاب

مِّنْ رِّجْزٍ اَلِيْمٌ ۝ وَيَرَى الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْعِلْمَ الَّذِىْٓ اُنْزِلَ

منجهان عذاب آهي. ۽ جن کي علم مليو ف١٣ سي ڄاڻن ٿا ته جو ڪجهه تنهنجي طرف

اِلَيْكَ مِنْ رَّبِّكَ هُوَ الْحَقَّ ۙ وَيَهْدِىْٓ اِلٰى صِرَاطِ الْعَزِيْزِ الْحَمِيْدِ ۝

تنهنجي رب جي طرف کان لٿو ف١٤ سو حق آهي ۽ واٽ ڏيکاري ٿو عزت واري سڀني خوبين سان ساراهيل جي.

وَقَالَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا هَلْ نَدُلُّكُمْ عَلٰى رَجُلٍ يُّنَبِّئُكُمْ اِذَا

۽ ڪافرن چيو ف١٥ ڇا اسان توهان کي اهڙو مرد ٻڌايون ف١٦ جيڪو توهان کي خبر ڏئي ته جڏهن توهان ٽڪرا ٽڪرا

مُزِّقْتُمْ كُلَّ مُمَزَّقٍ ۙ اِنَّكُمْ لَفِىْ خَلْقٍ جَدِيْدٍ ۝ اَفْتَرٰى عَلَى

ٿي ذرا ذرا ٿي ويندؤ ته پوءِ توهان کي وري نئين سر پيدا ٿيڻو آهي ڇا الله تي ان ڪوڙ ٻڌ ويا

اللّٰهِ كَذِبًا اَمْ بِهٖ جِنَّةٌ ؕ بَلِ الَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ بِالْاٰخِرَةِ فِى

ان کي سوداءُ آهي ف١٧ بلڪ اهي جيڪي آخرت تي ايمان نه ٿا آڻن ف١٨

الْعَذَابِ وَالضَّلٰلِ الْبَعِيْدِ ۝ اَفَلَمْ يَرَوْا اِلٰى مَا بَيْنَ اَيْدِيْهِمْ

عذاب ۽ پري جي گمراهي ۾ آهن پوءِ ڇا انهن نه ڏٺو جو انهن جي اڳيان ۽ پٺيان آهي

وَمَا خَلْفَهُمْ مِّنَ السَّمَآءِ وَالْاَرْضِ ؕ اِنْ نَّشَاْ نَخْسِفْ بِهِمُ

آسمان ۽ زمين ف١٩ اسان گهرئون ته انهن کي ف٢٠ زمين ۾ ڌسي

الْاَرْضَ اَوْ نُسْقِطْ عَلَيْهِمْ كِسَفًا مِّنَ السَّمَآءِ ؕ اِنَّ فِىْ ذٰلِكَ

ڇڏيون يا انهن تي آسمان جو ٽڪرو ڪيرايون بيشڪ ان ف٢١ ۾

لَاٰيَةً لِّكُلِّ عَبْدٍ مُّنِيْبٍ ۝ ع وَلَقَدْ اٰتَيْنَا دَاوٗدَ مِنَّا فَضْلًا ؕ

نشاني آهي هر رجوع ڪندڙ ٻانهي جي واسطي. ف٢٢ ۽ بيشڪ اسان داؤد کي پنهنجو وڏو فضل ڏنو ف٢٣

ع ٩/٧



ف١٠ يعني لوح محفوظ ۾.

ف١١ جنت ۾.

ف١٢ ۽ انهن ۾ بيجا اعتراض ڪري ۽ انهن کي شعر ۽ جادو وغيره ٻڌائي ماڻهن کي انهن کان روڪڻ چاهيائون (هن جو وڌيڪ بيان هن ئي سورة جي پنجين رڪوع جي پڇاڙي ۾ ايندو)

ف١٣ يعني اصحاب محبوب رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه و آله وسلم يا ڪتابي مؤمن جهڙوڪ عبدالله بن سلام ۽ سندس ساٿي.

ف١٤ يعني قرآن مجيد.

ف١٥ يعني ڪافرن پاڻ ۾ متعجب ٿي ڪري چيو.

ف١٦ يعني محبوب سيد عالم محمد مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه و آله وسلم.

ف١٧ جو اهي اهڙيون عجيب ۽ غريب ڳالهيون چون ٿا. الله تعالىٰ ڪافرن جي ان مقولي جو رد فرمايو ته اهي ٻئي ڳالهيون نه آهن. محبوب حضور سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه و آله وسلم جن انهن ٻنهي کان پاڪ آهن.

ف١٨ يعني ڪافر بعث ۽ حساب جا انڪار ڪرڻ وارا.

ف١٩ يعني ڇا اهي انڌا آهن جو انهن آسمان ۽ زمين جي طرف نظر ئي نه وڌي ۽ پنهنجي اڳيان پويان ڏٺائون ئي نه، جو انهن کي معلوم ٿئي ها ته اهي هر طرف کان گهيريل ۾ آهن ۽ زمين ۽ آسمان جي طرفن کان ٻاهر نه ٿا وڃي سگهن ۽ خدا جي بادشاهي کان نه ٿا نڪري سگهن ۽ انهن کي ڀڄڻ جي ڪا جڳهه نه آهي. انهن آيتن ۽ رسول جي تڪذيب ۽ انڪار جهڙي هيانءُ ڏاريندڙ ڏوهه ڪندي ڪو به خوف نه ٿيو ۽ پنهنجي ان حالت جو خيال ڪري نه ڊنا.

ف٢٠ انهن جي تڪذيب ۽ انڪار جون سزائون ڏاريون وانگر. ف٢١ نظر ۽ فڪر. ف٢٢ جيڪا دلالت ڪري ٿي ته الله تعالىٰ بعث تي ۽ ان جي منڪر جي عذاب تي ۽ هر شيءِ تي قادر آهي. ف٢٣ يعني نبوت ۽ ڪتاب ۽ چيو ويو آهي ملڪ ۽ هڪ قول هي آهي ته سهڻو آواز وغيره سمورين شين، جيڪي ڪيس خصوصيت سان عطا فرمايون ويون ۽ الله تعالىٰ جبلن ۽ پکين کي حڪم ڏنو.

يٰجِبَالُ اَوِّبِیْ مَعَهٗ وَالطَّیْرَ ۚ وَ اَلَنَّا لَهُ الْحَدِیْدَ ﴿۱۰﴾ اَنِ

اي جبلؤ! اُن سان گڏ الله جي طرف رجوع ڪريو ۽ اي پکيو! ف٢٤ ۽ اسان ان جي واسطي لوھ نرم ڪيو ف٢٥ ته ويڪريون زرهون ٺاھ

اعْمَلْ سٰبِغٰتٍ وَّ قَدِّرْ فِی السَّرْدِ وَ اعْمَلُوْا صَالِحًا ؕ اِنِّیْ بِمَا

۽ ناهڻ ۾ اندازي جو خيال رک ف٢٦ ۽ توهان سمورا چڱا ڪم ڪريو بيشڪ مان توهان جي ڪمن کي ته سي

تَعْمَلُوْنَ بَصِیْرٌ ﴿۱۱﴾ وَ لِسُلَیْمٰنَ الرِّیْحَ غُدُوُّهَا شَهْرٌ وَّ رَوَاحُهَا شَهْرٌ ۚ

رهيو آهيان ۽ سليمان جي وس ۾ ڪري ڇڏيائين واءُ ان جي صبح جي منزل هڪ مهيني جي وات ۽ شام جي منزل هڪ مهيني جي راھ هئي

وَ اَسَلْنَا لَهٗ عَیْنَ الْقِطْرِ ؕ وَ مِنَ الْجِنِّ مَنْ یَّعْمَلُ بَیْنَ یَدَیْهِ

ف٢٧ ۽ اسان ان جي واسطي پگھريل ٽامي جو چشمو وهايو ف٢٨ ۽ جنن مان اهي جيڪي ان جي ڪم ڪندا هُئا سندس رب جي

بِاِذْنِ رَبِّهٖ ؕ وَ مَنْ یَّزِغْ مِنْهُمْ عَنْ اَمْرِنَا نُذِقْهُ مِنْ عَذَابِ

حڪم سان ف٢٩ ۽ جيڪو انهن مان اسان جي حڪم کان ڦري ف٣٠ اسان ان کي چکائينداسين باھ جو عذاب

السَّعِیْرِ ﴿۱۲﴾ یَعْمَلُوْنَ لَهٗ مَا یَشَآءُ مِنْ مَّحَارِیْبَ وَ تَمَاثِیْلَ وَ

چکائينداسين. ان جي واسطي ٺاهيندا هُئا اُچا محل ماڙيون ف٣١ جيڪي هو گھري ۽ تصويرون ف٣٢ ۽ ڏن حوضن جي

جِفَانٍ كَالْجَوَابِ وَ قُدُوْرٍ رّٰسِیٰتٍ ؕ اِعْمَلُوْۤا اٰلَ دَاوٗدَ شُكْرًا ؕ وَ

برابر پيالا ف٣٣ ۽ لنگر دار ديگيون ف٣٤ اي داؤد جي آل شڪر ڪريو ف٣٥ ۽ منهنجي ٻانهن مان

قَلِیْلٌ مِّنْ عِبَادِیَ الشَّكُوْرُ ﴿۱۳﴾ فَلَمَّا قَضَیْنَا عَلَیْهِ الْمَوْتَ مَا

شڪرگذار ٿورا آهن. پوءِ اسان جڏهن ان تي موت جو حڪم موڪليو ف٣٦ جنن کي سندس موت جي خبر نه ٻڌائي

دَلَّهُمْ عَلٰی مَوْتِهٖۤ اِلَّا دَآبَّةُ الْاَرْضِ تَاْكُلُ مِنْسَاَتَهٗ ۚ فَلَمَّا خَرَّ

مگر زمين جي اُڏيءَ جنهن ان جي لٺ کي پئي کاڌو پوءِ جڏهن سليمان اچي ڪري پيو ته جڏهن جنن

تَبَیَّنَتِ الْجِنُّ اَنْ لَّوْ كَانُوْا یَعْلَمُوْنَ الْغَیْبَ مَا لَبِثُوْا فِی الْعَذَابِ

جي حقيقت کُلي ويئي ف٣٧ جيڪڏهن غيب ڄاڻندا هجن ها ته ف٣٨ ان خواري جي عذاب ۾ نه

الْمُهِیْنِ ﴿۱۴﴾ؕ لَقَدْ كَانَ لِسَبَاٍ فِیْ مَسْكَنِهِمْ اٰیَةٌ ۚ جَنَّتٰنِ عَنْ

رهن ها. ف٣٩ بيشڪ سبا ف٤٠ جي واسطي سندن آبادي ۾ ف٤١ نشاني هُئي ف٤٢ ٻه باغ سڄي

یَّمِیْنٍ وَّ شِمَالٍ ؕ۬ كُلُوْا مِنْ رِّزْقِ رَبِّكُمْ وَ اشْكُرُوْا لَهٗ ؕ بَلْدَةٌ

۽ کٻي ف٤٣ پنهنجي رب جو رزق کائو ف٤٤ ۽ ان جو شڪر ادا ڪريو ف٤٥ پاڪ شهر ف٤٦

منزل ٥

ف٢٤ جڏهن اهو تسبيح ڪري، ان سان گڏ تسبيح ڪريو. اهڙي طرح جڏهن حضرت داؤد عليه السلام تسبيح ڪندو هو ته جبلن کان به تسبيح ٻُڌڻ ۾ ايندي هُئي ۽ پکي جهڪي ايندا هُئا. اهو سندس معجزو هو. ف٢٥ جو سندس هٿ مبارڪ ۾ اچي ميڻ يا ڳوهيل اٽي وانگر نرم ٿي ويندو هو ۽ پاڻ جيڪو ان مان چاهيندو هو، باھ ۽ ٺوڪڻ کُٽڻ کان سواءِ ٺاهي ڇڏيندو هو. ان جو سبب هي بيان ڪيو ويو آهي ته جڏهن پاڻ بني اسرائيلن جو بادشاھ ٿيو ته سندس طريقو هي هو ته پاڻ ماڻهن جي حالتن جي جستجو جي لاءِ اهڙي طرح نڪرندو رهيو ماڻهو کيس نه سڃاڻن ۽ جڏهن ڪو ملندو هيس ۽ کيس نه سڃاڻيندو هو ته ان کان پاڻ معلوم ڪندو هو ته داؤد ڪهڙو شخص آهي؟ سڀ ماڻهو تعريف ڪندا هُئا. الله تعالىٰ هڪ ملائڪ انسان جي صورت ۾ موڪليو. حضرت داؤد عليه السلام ان کان به عادت موافق اهو ئي سوال ڪيو ته ملائڪ چيو ته داؤد آهي ته تمام سٺو ماڻهو جيڪر ان ۾ هڪ عادت نه هجي ها. ان تي پاڻ متوجه ٿيو ۽ فرمايائين ته خدا جا ٻانها! ڪهڙي خصلت؟ اُن چيو ته اهو پنهنجو ۽ پنهنجي اهل عيال جو خرچ بيت المال مان ڪڍي ٿو. اهو ٻُڌي سندس خيال ۾ آيو ته جيڪڏهن بيت المال مان وظيفو نه وٺي ته وڌيڪ بهتر ٿيندو. ان ڪري پاڻ بارگاھِ الاهي ۾ دعا گھريائين ته سندس لاءِ ڪو اهڙو سبب ڪر جو جنهن سان پاڻ پنهنجي اهل ۽ عيال جو گذران ڪري سگهي ۽ بيت المال (شاهي خزاني) کان کيس بي نيازي ٿي وڃي. سندس اها دعا قبول ٿي ۽ الله تعالىٰ سندس لاءِ لوھ کي نرم ڪيو ۽ کيس زره ٺاهڻ جي صنعت جو علم ڏنائين. سڀ کان اڳ زره ٺاهڻ وارو حضرت داؤد آهي. پاڻ روزانو هڪ زره ٺاهيندو هو، اها چئن هزارن ۾ وڪبي هئي. ان مان پاڻ تي ۽ پنهنجي اهل ۽ عيال تي خرچ ڪندو هو ۽ فقيرن ۽ مسڪينن تي به صدقو ڪندو هو. ان جو بيان آيت ۾ آهي. الله تعالىٰ فرمائي ٿو ته اسان داؤد عليه السلام لاءِ لوھ نرم ڪري کيس فرمايو. ف٢٦ ته ان جا گول ڪڙا هڪجهڙا ۽ وچولا هجن، نه تمام سوڙها نه ويڪرا. ف٢٧ اهڙي طرح پاڻ صبح جو دمشق روانو ٿيندو هو ته ٻن پهرن جو آرام اُصطخر ۾ فرمائيندو هو، جيڪو ملڪ فارس ۾ آهي ۽ دمشق کان هڪ مهيني جي فاصلي تي آهي ۽ شام جو اُصطخر کان روانو ٿيندو هو ته رات جو ڪابل ۾ آرام فرمائيندو هو، اهو به تيز سوار جي لاءِ هڪ مهيني جو رستو آهي. ف٢٨ جيڪو ٽي ڏينهن سرزمين يمن ۾ پاڻي وانگر جاري رهيو ۽ هڪ قول هي آهي ته هر مهيني ۾ ٽي ڏينهن جاري رهندو هو ۽ هڪ قول هي به آهي ته الله تعالىٰ حضرت سليمان عليه السلام جي لاءِ ٽامي کي پگھاري ڇڏيو، جيئن حضرت داؤد عليه السلام جي لاءِ لوھ کي نرم ڪري ڇڏيو هو. ف٢٩ حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته الله تعالىٰ حضرت سليمان عليه السلام جي لاءِ جنن کي مطيع فرمايو. ف٣٠ حضرت سليمان عليه السلام جي فرمانبرداري نه ڪري. ف٣١ ۽ عاليشان عمارتون ۽ مسجدون ۽ انهن مان بيت المقدس به آهي. ف٣٢ وحشي جانورن ۽ پکين وغيره جون ٽامي، بلور ۽ پٿر وغيره مان ۽ ان شريعت ۾ تصويرون ٺاهڻ حرام نه هو. ف٣٣ ايترا وڏا، جو هڪ ٿال هزار ماڻهو کائن. ف٣٤ پنهنجن چُلهن تي قائم هيون ۽ تمام وڏيون هيون ايستائين جو پنهنجين جاين کان هٽائي نه سگھبيون هيون، ڏاڪڻيون لڳائي انهن تي چڙهندا هُئا. اهي يمن ۾ هيون. الله تعالىٰ فرمائي ٿو ته اسان فرمايو ته ف٣٥ الله تعالىٰ جو انهن نعمتن تي جيڪي ان توهان کي عطا فرمايون. ان جي اطاعت بجا آڻي ڪري. ف٣٦ حضرت سليمان عليه السلام بارگاھِ الاهي ۾ دعا گھري هُئي ته سندس وفات جو حال جنن تي ظاهر نه ٿئي ته جيئن انسانن کي معلوم ٿي وڃي ته جن غيب نه ٿا ڄاڻن. پوءِ پاڻ محراب ۾ داخل ٿيو ۽ عادت موافق نماز جي لاءِ پنهنجي لٺ تي ٽيڪ لڳائي بيهي رهيو. جن دستور مطابق سندن خدمتن ۾ مشغول رهيا ۽ هي سمجهندا رهيا ته سڳورو زنده آهي ۽ حضرت سليمان عليه السلام جو ڊگھي عرصي تائين انهيءَ حالت ۾ رهڻ انهن لاءِ ڪجھ به حيرت جوڳو نه ٿيو ڇو ته انهن گھڻا ڀيرا ڏٺو هو ته پاڻ هڪ مهينو يا ٻه ٻه مهينا ۽ ان کان زياده عرصي تائين عبادت ۾ مشغول رهندا ۽ سندس نماز تمام ڊگھي ٿيندي هُئي ايستائين جو سندس وفات کان پوءِ پوري هڪ سال تائين جن سندس وفات کان آگاھ نه ٿيا ۽ پنهنجي خدمتن ۾ مشغول رهيا، ايستائين جو الله تعالىٰ جي حڪم سان اڏوهيءَ سندس لٺ کي کائي ڇڏيو ۽ سندس جسم مبارڪ، جيڪو لٺ جي سهاري قائم هو، زمين تي اچي پيو، ان وقت جنن کي سندس وفات جو علم ٿيو. ف٣٧ ته اهي غيب نه ٿا ڄاڻن. ف٣٨ ته حضرت سليمان عليه السلام جي وفات کان آگاھ ٿين ها. ف٣٩ ۽ هڪ سال تائين عمارت جي ڪمن ۾ سخت تڪليف نه سهن ها. روايت ٿيل آهي ته حضرت داؤد عليه السلام بيت المقدس جو بنياد ان مقام تي رکيو هو، جتي حضرت موسىٰ عليه السلام جو خيمو نصب ڪيو ويو هو. ان عمارت جي پوري ٿيڻ کان اڳ حضرت داؤد عليه السلام جي وفات جو وقت اچي ويو. پوءِ پاڻ پنهنجي فرزند ارجمند حضرت سليمان عليه السلام کي ان جي تڪميل جي وصيت فرمائي. اهڙي طرح پاڻ شيطانن کي ان جي تڪميل جو حڪم ڏنائين. جڏهن سندس وفات جو وقت ويجهو ٿيو ته جڏهن پاڻ دعا گھريائين ته سندس وفات شيطانن تي ظاهر نه ٿئي ته جيئن اهي عمارت جي تڪميل تائين عمل ۾ مصروف رهن ۽ انهن کي جيڪا غيب جي علم جي دعوىٰ آهي، سا باطل ٿي وڃي. حضرت سليمان عليه السلام جي عمر ترونجاھ سال هُئي. تيرهن سالن جي عمر ۾ پاڻ بادشاهي جي تخت تي ويٺو ۽ چاليھ سال بادشاهي فرمايائين. ف٤٠ سبا عرب جو هڪ قبيلو آهي، جيڪو پنهنجي ڏاڏي جي نالي سان مشهور آهي ۽ اهو ڏاڏو سبا بن يشجب بن يعرب بن قحطان آهي. ف٤١ جيڪا يمن جي حدن ۾ واقع هُئي

طَيِّبَةٌ وَّرَبٌّ غَفُوْرٌ ﴿۱۵﴾ فَاَعْرَضُوْا فَاَرْسَلْنَا عَلَيْهِمْ سَيْلَ الْعَرِمِ

۽ بخشڻھار رب. ف۴۷ پوءِ انھن منھن موڙيو ف۴۸ پوءِ اسان انھن تي زوردار سيلاب موڪليو ف۴۹

وَبَدَّلْنٰهُمْ بِجَنَّتَيْهِمْ جَنَّتَيْنِ ذَوَاتَيْ اُكُلٍ خَمْطٍ وَّاَثْلٍ وَّشَيْءٍ

۽ انھن جي ٻن باغن جي عيوض کين ٻيا ٻه باغ بدلائي ڏنا جن ۾ ڪسارو ميوو ف۵۰ ۽ لئو ۽ ٿورڙيون ڪجھ ٻيريون

مِّنْ سِدْرٍ قَلِيْلٍ ﴿۱۶﴾ ذٰلِكَ جَزَيْنٰهُمْ بِمَا كَفَرُوْا ۭ وَهَلْ نُجٰزِيْٓ

هيون ف۵۱ اسان انھن کي اھو بدلو ڏنو سندن ناشڪري جو ف۵۲ ۽ اسان ڪنھن کي سزا ڏيندا آھيون؟ انھيءَ کي

اِلَّا الْكَفُوْرَ ﴿۱۷﴾ وَجَعَلْنَا بَيْنَهُمْ وَبَيْنَ الْقُرَى الَّتِيْ بٰرَكْنَا فِيْهَا

جيڪو بي شڪر آھي. ۽ اسان ڪيا ھئا انھن ۾ ف۵۳ ۽ انھن شھرن ۾ جن ۾ اسان برڪت رکي ف۵۴

قُرًى ظَاهِرَةً وَّقَدَّرْنَا فِيْهَا السَّيْرَ ۭ سِيْرُوْا فِيْهَا لَيَالِيَ وَاَيَّامًا

سر راه (رستي تي) ڪيئي شھر ف۵۵ ۽ انھن کي منزل جي اندازي تي رکيوسين ف۵۶ ڀلي انھن ۾ سير ڪريو راتين ۽ ڏينھن امن

اٰمِنِيْنَ ﴿۱۸﴾ فَقَالُوْا رَبَّنَا بٰعِدْ بَيْنَ اَسْفَارِنَا وَظَلَمُوْٓا اَنْفُسَهُمْ

۽ امان سان ف۵۷ پوءِ انھن چيو اسان جا رب اسان جي سفر ۾ دوري وجھ ف۵۸ ۽ انھن پنھنجي پاڻ تي ظلم ڪيو

فَجَعَلْنٰهُمْ اَحَادِيْثَ وَمَزَّقْنٰهُمْ كُلَّ مُمَزَّقٍ ۭ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ

پوءِ اسان انھن کي ڪري ڇڏيو آکاڻي ف۵۹ ۽ انھن کي پوري طرح ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيوسين ف۶۰ بيشڪ ان ۾ ضرور

لِّكُلِّ صَبَّارٍ شَكُوْرٍ ﴿۱۹﴾ وَلَقَدْ صَدَّقَ عَلَيْهِمْ اِبْلِيْسُ ظَنَّهٗ

نشانيون آھن ھر وڏي صبر واري گھڻي شڪرگذار جي واسطي ف۶۱ بيشڪ ابليس انھن کي پنھنجو گمان سچو ڪري ڏيکاريو ف۶۲

فَاتَّبَعُوْهُ اِلَّا فَرِيْقًا مِّنَ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿۲۰﴾ وَمَا كَانَ لَهٗ عَلَيْهِمْ

پوءِ ان جي ڪڍ لڳي پيا مگر ھڪ ٽولو جيڪو مسلمان ھو. ف۶۳ ۽ شيطان جو انھن تي ف۶۴ ڪو غلبو نه

مِّنْ سُلْطٰنٍ اِلَّا لِنَعْلَمَ مَنْ يُّؤْمِنُ بِالْاٰخِرَةِ مِمَّنْ هُوَ مِنْهَا

ھو مگر ھن لاءِ ته اسان ڏيکاريون ته ڪير آخرت تي ايمان آڻي ٿو ۽ ڪير ان کان شڪ ۾ آھي

فِيْ شَكٍّ ۭ وَرَبُّكَ عَلٰي كُلِّ شَيْءٍ حَفِيْظٌ ﴿۲۱﴾ قُلِ ادْعُوا الَّذِيْنَ

۽ تنھنجو رب ھر شيءِ تي نگھبان آھي. تون فرماءِ ف۶۵ پڪاريو انھن کي جن کي

زَعَمْتُمْ مِّنْ دُوْنِ اللّٰهِ ۚ لَا يَمْلِكُوْنَ مِثْقَالَ ذَرَّةٍ فِي السَّمٰوٰتِ

الله کان سواءِ سمجھيو ويٺا آھيو ف۶۶ ۽ اھي ذري برابر جا مالڪ نه آھن آسمانن ۾ ۽ نه زمين

ع ۲ / ۱۲ / ۸

ف۴۲ الله تعالیٰ جي وحدانيت ۽ قدرت تي دلالت ڪرڻ واري ۽ اھا نشاني جا مٿي ان جو اڳتي بيان ٿئي ٿو. ف۴۳ يعني انھن جي وادي جي ساڄي ۽ کاٻي پري تائين ھليا ويا ۽ انھن کي چيو ويو ھو. ف۴۴ باغ اھڙا گھڻي ميوي وارا ھئا جو جڏھن ڪو شخص مٿي تي ٽوڪري رکي لنگھندو ھو ته ھٿ لڳائڻ کان سواءِ قسم قسم جي ميون سان ان جو ٽوڪرو ڀرجي ويندو ھو. ف۴۵ يعني ان نعمت تي ان جي طاعت بجا آڻيو.

ف۴۶ لطيف آب و ھوا، صاف پاڪ سر زمين، نه ان ۾ مڇر، نه مک، نه ڪتمل، نه نانگ نه وڇون. ھوا ايتري صحت بخش جو جيڪڏھن ڪو شخص ان شھر مان لنگھي وڃي ته ان جي ڪپڙن ۾ جونئان ھجن ته سڀ مري وڃن. حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنھما فرمايو ته سبا شھر صنعاءِ کان ٽن فرسنگن (تقريباً ارڙھن ڪلوميٽرن) جي مفاصلي تي ھو. ف۴۷ يعني جيڪڏھن توھان رب جي روزي تي شڪر ڪيو ۽ طاعت بجا آڻيو ته پوءِ اھو بخشش فرمائڻ وارو آھي. ف۴۸ ان جي شڪر گذاري کان ۽ نبين سڳورن جي تڪذيب ڪيائون. وھب جو قول آھي ته الله تعالیٰ انھن جي طرف تيرھن نبي سڳورا موڪليا، جن انھن کي حق جون دعوتون ڏنيون ۽ الله تعالیٰ جون نعمتون ياد ڏياريون ۽ ان جي عذاب کان ڊيڄاريائون، مگر انھن ايمان نه آندو ۽ انھن نبين سڳورن کي ڪوڙو چيو ۽ چيائون ته اسان نه ٿا ڄاڻون جو اسان تي خدا جي ڪا نعمت ھجي. توھان پنھنجي رب کي چئو ته جيڪڏھن ان کان ٿي سگھي ته اھو انھن نعمتن کي روڪي ڇڏي. ف۴۹ وڏو سيلاب، جنھن سان انھن جا باغ ۽ مال سڀ ٻڏي ويا ۽ انھن جا مڪان واريءَ ۾ دفن ٿي ويا ۽ اھڙي طرح تباھ ٿيا جو انھن جي تباھي عربن جي لاءِ مثال بڻجي وئي. ف۵۰ نھايت بدمزه ف۵۱ جھڙيون ويران جڳھن ۾ جمي پونديون آھن اھڙي قسم جي ٻيرين ۽ وحشتناڪ جھنگل کي، جيڪو انھن جي خوشنما باغن جي جڳھ تي پيدا ٿي ويو ھو ھم شڪل ھجڻ جي طريقي سان باغ فرمايائين. ف۵۲ ۽ سندن ڪفر. ف۵۳ يعني سبا شھر ۾. ف۵۴ جو اُتان جي رھاڪن کي ڪشاديون نعمتون پاڻي ۽ وڻ ۽ چشما عنايت ڪيا. انھن مان مراد شام جا شھر آھن. ف۵۵ قريب قريب سبا کان شام تائين سفر ڪرڻ وارن کي ان رستي ۾ ڪاڏو ۽ پاڻي ساڻ کڻي وڃڻ جي ضرورت نه ٿيندي ھئي. ف۵۶ جو ھلڻ وارو ھڪ مقام کان صبح ھلي ته ٻن پھرن جو ھڪ آبادي ۾ پھچي وڃي، يمن کان شام تائين سمورو سفر انھيءَ آسائش سان طئي ٿي سگھي ۽ اسان انھن کي چيو ته. ف۵۷ نه راتين ۾ ڪو ڪنتڪو، نه ڏينھن ۾ ڪا تڪليف، نه دشمن جو انديشو، نه بک ۽ اُڃ جو غم، مالدارن ۾ حسد پيدا ٿيو ته اسان ۾ ۽ غريبن ۾ ڪو فرق نه رھيو. ويجھيون ويجھيون منزلون آھن ماڻھو آھستي آھستي ھوا کائيندا اچن ٿا، ٿوري دير کان پوءِ ٻي آبادي اچي وڃي ٿي، اُتي آرام ڪن ٿا، نه سفر ۾ ٿڪاوٽ آھي، نه مزو. جيڪڏھن منزلون پري ھجن ھا، سفر جي مدت ڊگھي ھجي ھا، رستي ۾ پاڻي نه ملي ھا، جھنگلن ۽ بيابانن ۾ لنگھڻ ٿئي ھا ته اسان پاڻ سان گڏ ڪاڏو وٺون ھا ۽ پاڻي جو بندوبست ڪريون ھا، سواريون ۽ خادم ساڻ رکون ھا، سفر جو لطف اچي ھا ۽ امير ۽ غريب جو فرق ظاھر ٿئي ھا. اھو خيال ڪري انھن چيو. ف۵۸ يعني اسان جي ۽ شام جي وچ ۾ جھنگل ۽ بيابان ڪري ڇڏ ته جيئن ڪاڏي پيتي جي سامان ۽ سواري کان سواءِ سفر نه ٿي سگھي. ف۵۹ پوين جي لاءِ ته انھن جي احوال کان عبرت حاصل ڪن. ف۶۰ قبيلو قبيلو ٽڪرجي ويو، اُھي ڪُوٽ ٻڏي ويا ۽ ماڻھو گھر ۽ گھرو سامان کان سواءِ جُدا جُدا ڳوٺن ۾ پھتا. غسان شام ۾، ازد عمان ۾، خزاعه تھامه ۾، آل خزيمه عراق ۾ ۽ اوس ۽ خزرج جو ڏاڏو عمرو بن عامر مدينه ۾. ف۶۱ ۽ صبر ۽ شڪر مؤمن جي صفت آھي ته جڏھن اھو مصيبت ۾ مبتلا ٿئي ٿو ته صبر ڪري ٿو ۽ جڏھن نعمت لھي ٿو ته شڪر بجا آڻي ٿو. ف۶۲ يعني ابليس جيڪو گمان رکندو ھو ته بني آدم کي اھو شھوت، حرص ۽ غضب جي ذريعي گمراه ڪري ڇڏيندو: اھو گمان ان سبا وارن تي بلڪ سمورن ڪافرن تي سچو ڪري ڏيکاريو ته اھي ان جا تابعدار ٿي ويا ۽ ان جي فرمانبرداري ڪرڻ لڳا. حسن رضی الله تعالیٰ عنه فرمايو ته شيطان نه ڪنھن کي تلوار ھنئي، نه ڪنھن کي ڪوڙا ھنيا، ڪوڙن واعدن ۽ باطل اميدن سان باطل وارن کي گمراه ڪري ڇڏيو. ف۶۳ انھن ان جي تابعداري نه ڪئي. ف۶۴ جن جي حق ۾ ان جو گمان پورو ٿيو. ف۶۵ اي (محبوب) محمد مصطفیٰ صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم مڪه مڪرمه جي ڪافرن کي. ف۶۶ پنھنجو معبود. ف۶۷ ته اھي توھان جون مصيبتون دور ڪن، پر اھي نه ٿا ڪري سگھن جو ته ڪنھن نفعي ۽ نقصان ۾.

وَلَا فِي الْاَرْضِ وَمَا لَهُمْ فِيْهِمَا مِنْ شِرْكٍ وَّمَا لَهٗ مِنْهُمْ مِّنْ

۾ ۽ نه انهن جو هنن ٻنهي ۾ ڪجهه حصو ۽ نه الله جو انهن مان ڪو مددگار آهي

ظَهِيْرٍ ﴿٢٢﴾ وَلَا تَنْفَعُ الشَّفَاعَةُ عِنْدَهٗۤ اِلَّا لِمَنْ اَذِنَ لَهٗ ؕ حَتّٰۤى

۽ ان وٽ شفاعت ڪم نه ٿي ڏي مگر جنهن لاءِ اهو اجازت فرمائي ايستائين جو جڏهن

اِذَا فُزِّعَ عَنْ قُلُوْبِهِمْ قَالُوْا مَاذَا ۙ قَالَ رَبُّكُمْ ؕ قَالُوا الْحَقَّ ۚ وَهُوَ

اجازت ڏيئي انهن جي دلين جي گهٻراهٽ پري فرمائي وڃي ٿي هڪ ٻئي کي و٦٨ چوندا آهن تنهنجي رب ڪهڙي ڳالهه فرمائي اهي چوندا آهن جو ڪجهه

الْعَلِيُّ الْكَبِيْرُ ﴿٢٣﴾ قُلْ مَنْ يَّرْزُقُكُمْ مِّنَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ قُلِ

فرمايائين حق فرمايائين و٦٩ ۽ اهو ئي آهي بلند ۽ وڏائي وارو تون فرماءِ ڪير آهي جيڪو توهان کي روزي ڏي ٿو آسمانن ۽ زمين مان و٧٠ تون ئي

اللّٰهُ ۙ وَاِنَّاۤ اَوْ اِيَّاكُمْ لَعَلٰى هُدًى اَوْ فِيْ ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ ﴿٢٤﴾ قُلْ لَّا

فرماءِ ته الله و٧١ ۽ بيشڪ اسان يا توهان و٧٢ يا ته ضرور هدايت تي آهيون يا کليل گمراهي ۾. و٧٣ تون فرماءِ توهان جي

تُسْـَٔلُوْنَ عَمَّاۤ اَجْرَمْنَا وَلَا نُسْـَٔلُ عَمَّا تَعْمَلُوْنَ ﴿٢٥﴾ قُلْ يَجْمَعُ بَيْنَنَا

گمان ۾ جيڪڏهن اسان ڪو ڏوهه ڪيو ته ان جي پڇا توهان کان نه ٿيندي ۽ نه ئي توهان جي ڪرتوتن جو اسان کان سوال ٿيندو و٧٤ تون فرماءِ اسان جو

رَبُّنَا ثُمَّ يَفْتَحُ بَيْنَنَا بِالْحَقِّ ؕ وَهُوَ الْفَتَّاحُ الْعَلِيْمُ ﴿٢٦﴾ قُلْ اَرُوْنِيَ

رب اسان سڀني کي گڏ ڪندو و٧٥ پوءِ اسان ۾ سچو فيصلو فرمائيندو و٧٦ ۽ اهو ئي آهي وڏو فيصلو ڪندڙ سڀ ڪجهه ڄاڻندڙ. تون فرماءِ

الَّذِيْنَ اَلْحَقْتُمْ بِهٖ شُرَكَآءَ كَلَّا ؕ بَلْ هُوَ اللّٰهُ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ﴿٢٧﴾

مون کي ڏيکاريو ته اهي شريڪ جيڪي توهان ان سان ملايا آهن و٧٧ هرگز نه، بلڪ اهو ئي آهي الله عزت ۽ حڪمت وارو.

وَمَاۤ اَرْسَلْنٰكَ اِلَّا كَآفَّةً لِّلنَّاسِ بَشِيْرًا وَّنَذِيْرًا وَّلٰكِنَّ اَكْثَرَ

۽ اي محبوب! اسان توکي نه موڪليو مگر اهڙي رسالت سان جيڪا سڀني ماڻهن کي محيط آهي و٧٨ خوشخبري ڏيندڙ ۽ ڊيڄاريندڙ

النَّاسِ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿٢٨﴾ وَيَقُوْلُوْنَ مَتٰى هٰذَا الْوَعْدُ اِنْ كُنْتُمْ

پر گهڻا ماڻهو نه ٿا ڄاڻن و٨١ ۽ چون ٿا ته اهو واعدو ڪڏهن ايندو و٨٢ جيڪڏهن توهان

صٰدِقِيْنَ ﴿٢٩﴾ قُلْ لَّكُمْ مِّيْعَادُ يَوْمٍ لَّا تَسْتَاْخِرُوْنَ عَنْهُ سَاعَةً وَّلَا

سچا آهيو. تون فرماءِ توهان جي لاءِ هڪ اهڙي ڏينهن جو واعدو جنهن کان توهان هڪ گهڙي نه پٺتي هٽي سگهو

تَسْتَقْدِمُوْنَ ﴿٣٠﴾ ع وَقَالَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لَنْ نُّؤْمِنَ بِهٰذَا الْقُرْاٰنِ

نه اڳتي وڌي سگهو. و٨٣ ۽ ڪافرن چيو اسان هرگز ايمان نه آڻينداسين هن قرآن تي



و٦٨ خوشخبري جي طريقي سان.

و٦٩ يعني شفاعت ڪرڻ وارن کي ايماندارن جي شفاعت جو حڪم ڏنائين.

و٧٠ يعني آسمان مان مينهن وسائي ۽ زمين مان ساوڪ ڦٽائي.

و٧١ ڇو ته ان سوال جو جواب ان کان سواءِ ٻيو ڪوئي نه آهي.

و٧٢ يعني ٻنهي فريقن مان هر هڪ جي لاءِ انهن ٻنهي حالن مان هڪ حال ضرور آهي.

و٧٣ ۽ هي ظاهر آهي ته جيڪو شخص صرف الله تعالیٰ کي روزي ڏيڻ وارو، پاڻي وسائڻ وارو، ساوڪ پيدا ڪرڻ وارو ڄاڻيندي به بُتن جي پوڄا ڪري، جيڪي ڪنهن هڪ ذري جا به مالڪ نه آهن. (جيئن مٿين آيتن ۾ بيان ٿي چُڪو) اهو يقيناً چٽي گمراهي ۾ آهي. و٧٤ بلڪ هر شخص کان ان جي عمل جو سوال ٿيندو ۽ هر هڪ پنهنجي عمل جي جزا لهندو.

و٧٥ قيامت جي ڏينهن.

و٧٦ پوءِ حق وارن کي جنت ۾ ۽ باطل وارن کي جهنم ۾ داخل ڪندو.

و٧٧ يعني جن بُتن کي توهان عبادت ۾ شريڪ ڪيو آهي، مون کي ڏيکاريو ته ڪنهن قابل آهن، ڇا اهي ڪجهه پيدا ڪن ٿا، روزي ڏين ٿا ۽ جڏهن اهي ڪجهه نه آهن ته پوءِ انهن کي خدا جو شريڪ بنائڻ ۽ انهن جي عبادت ڪرڻ ڪهڙي نه عظيم خطا آهي، ان کان باز اچو.

و٧٨ هن آيت مان معلوم ٿيو ته محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه و آله وسلم جن جي رسالت عام آهي. سمورا انسان ان جي احاطي ۾ آهن، گورا هجن يا ڪارا، عربي هجن يا عجمي، اڳيان هجن يا پويان. سڀني جي لاءِ پاڻ رسول آهن ۽ اهي سمورا سندن امتي. بخاري ۽ مسلم جي حديث آهي ته محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه و آله وسلم جن فرمائن ٿا ته مون کي پنج شيون اهڙيون عطا فرمايون ويون جيڪي مون کان اڳ ڪنهن نبي کي نه ڏنيون ويون. هڪ مهيني جي مسافري جي رعب سان منهنجي مدد ڪئي وئي. سموري زمين منهنجي لاءِ مسجد ۽ پاڪ ڪئي وئي ته جتي منهنجي امتي کي وقت نماز جو ٿئي، نماز پڙهي ۽ منهنجي لاءِ غنيمتون حلال ڪيون ويون، جيڪي مون کان اڳ ڪنهن جي لاءِ حلال نه هيون ۽ مون کي شفاعت جو مرتبو عطا ڪيو ويو ۽ نبي سڳورا خاص پنهنجي قوم جي طرف مبعوث ٿيندا هئا ۽ آئون سمورن انسانن جي طرف مبعوث فرمايو ويس. حديث شريف ۾ محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه و آله وسلم جن جي خاص فضائل جو بيان آهي، جن مان هڪ سندن عام رسالت آهي، جيڪا سمورن جنن ۽ انسانن کي شامل آهي. خلاصو هي آهي ته حضور محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه و آله وسلم جن سموري خلق جا رسول آهن ۽ هي خاص مرتبو آهي جيڪو قرآن ڪريم جي آيتن ۽ گهڻين آيتن مان ثابت آهي. سورة فرقان جي شروعات ۾ به ان جو بيان گذري چُڪو آهي (خازن). و٧٩ ايمان وارن کي الله تعالیٰ جي فضل جي. و٨٠ ڪافرن کي ان جي عدل کان. و٨١ ۽ ... جهل کان سندن مخالفت ڪن ٿا. و٨٢ يعني قيامت جو واعدو. و٨٣ يعني جيڪڏهن توهان مهلت گهرو ته پوءِ تاخير ممڪن نه آهي ۽ جيڪڏهن جلدي چاهيو ته پوءِ تقدم ممڪن نه آهي، هر تقدير ۾ ان واعدي جو پنهنجي مقرر وقت تي پورو ٿيڻ قطعي آهي.

ع ٣ / ٩ / ٩ النصف

وَلَا بِالَّذِىْ بَيْنَ يَدَيْهِ ط وَلَوْ تَرٰٓى اِذِ الظّٰلِمُوْنَ مَوْقُوْفُوْنَ

۽ نه انهن ڪتابن تي جيڪي هن کان اڳي هئا ف٨٤ ۽ ڪنهن نموني تون ڏسين جڏهن ظالم پنهنجي رب وٽ بيهاريا

عِنْدَ رَبِّهِمْ ج يَرْجِعُ بَعْضُهُمْ اِلٰى بَعْضِ ۣ الْقَوْلَ ج يَقُوْلُ الَّذِيْنَ

ويندا انهن ۾ هڪڙا ٻين تي ڳالهه اڇلائيندا اهي جيڪي ڪمزور رهيا ف٨٥ انهن کي چوندا جيڪي

اسْتُضْعِفُوْا لِلَّذِيْنَ اسْتَكْبَرُوْا لَوْلَآ اَنْتُمْ لَكُنَّا مُؤْمِنِيْنَ ﴿٣١﴾ قَالَ

آڪڙ ڪندا هئا ف٨٦ جيڪڏهن توهان نه هجو ها ف٨٧ ته ضرور اسان ايمان آڻيون ها اهي

الَّذِيْنَ اسْتَكْبَرُوْا لِلَّذِيْنَ اسْتُضْعِفُوْٓا اَنَحْنُ صَدَدْنٰكُمْ عَنِ

جيڪي وڏائي ڪندا هئا ڪمزور (ڏٻرن) کي چوندا ڇا اسان توهان کي روڪي ڇڏيو

الْهُدٰى بَعْدَ اِذْ جَآءَكُمْ بَلْ كُنْتُمْ مُّجْرِمِيْنَ ﴿٣٢﴾ وَقَالَ الَّذِيْنَ

هدايت کان ان کان پوءِ جو توهان وٽ آئي ويئي بلڪ توهان پاڻ مجرم هئا. ۽ چوندا اهي جيڪي دٻيل هئا

اسْتُضْعِفُوْا لِلَّذِيْنَ اسْتَكْبَرُوْا بَلْ مَكْرُ الَّيْلِ وَالنَّهَارِ اِذْ تَاْمُرُوْنَنَآ

تڪبر وارن کي بلڪ رات ڏينهن جي سازش هئي ف٨٨ جڏهن جو توهان اسان کي حڪم ڏيندا هئا ته

اَنْ نَّكْفُرَ بِاللّٰهِ وَنَجْعَلَ لَهٗٓ اَنْدَادًا ط وَاَسَرُّوا النَّدَامَةَ لَمَّا رَاَوُا

الله جو انڪار ڪيون ۽ ان جي واسطي برابري وارا ٺاهيون ۽ دل ئي دل ۾ پڇتائڻ لڳندا ف٨٩ جڏهن عذاب ڏٺائون

الْعَذَابَ ط وَجَعَلْنَا الْاَغْلٰلَ فِىْٓ اَعْنَاقِ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا ط هَلْ يُجْزَوْنَ

ف٩٠ ۽ اسان ڳٽ وڌا انهن جي ڳچي ۾ جن انڪار ڪيو ف٩١ انهن کي بدلو نه ڏنو ويندو

اِلَّا مَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿٣٣﴾ وَمَآ اَرْسَلْنَا فِىْ قَرْيَةٍ مِّنْ نَّذِيْرٍ اِلَّا

مگر سندن عملن جو. ف٩٢ ۽ اسان جڏهن به ڪنهن شهر ۾ ڪو ڊيڄاريندڙ موڪليو ته اتي جي

قَالَ مُتْرَفُوْهَآ لا اِنَّا بِمَآ اُرْسِلْتُمْ بِهٖ كٰفِرُوْنَ ﴿٣٤﴾ وَقَالُوْا نَحْنُ اَكْثَرُ

آسودن اهوئي چيو ته توهان کي جو ڪجهه ڏيئي موڪليو ويو آهي اسان ان جا انڪاري آهيون ف٩٣ ۽ چوڻ لڳا اسان مال ۽

اَمْوَالًا وَّاَوْلَادًا لا وَّمَا نَحْنُ بِمُعَذَّبِيْنَ ﴿٣٥﴾ قُلْ اِنَّ رَبِّىْ يَبْسُطُ

اولاد ۾ گهڻائي وارا آهيون ۽ اسان تي عذاب ٿيڻو نه آهي ف٩٤. تون فرماءِ بيشڪ منهنجو رب رزق ڪشادو

الرِّزْقَ لِمَنْ يَّشَآءُ وَيَقْدِرُ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَ النَّاسِ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿٣٦﴾ ع وَ

ڪري ٿو جنهن جي لاءِ گهري ۽ تنگي فرمائي ٿو ف٩٥ پر گهڻا ماڻهو نه ٿا ڄاڻن ۽



ف٨٤ توريت ۽ انجيل وغيره.

ف٨٥ يعني تابع ۽ پيروڪار هئا.

ف٨٦ يعني پنهنجي سردارن کي.

ف٨٧ ۽ اسان کي ايمان آڻڻ کان نه روڪيو ها.

ف٨٨ يعني رات ڏينهن توهان اسان جي لاءِ مڪر ڪندا هيؤ ۽ اسان کي هر وقت شرڪ تي اڀاريندا هيؤ.

ف٨٩ ٻئي ٽولا تابع به ۽ متبوع به، پيروڪار به ۽ انهن جي پيلائڻ وارا به ايمان نه آڻڻ تي.

ف٩٠ جهنم جو.

ف٩١ توڙي پيلائڻ وارا هجن يا انهن جي چوڻ ۾ اچڻ وارا، سمورن ڪافرن جي اها سزا آهي.

ف٩٢ دنيا ۾ ڪفر ۽ معصيت.

ف٩٣ هن ۾ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي تسڪين خاطر فرمائي ويئي ته توهان انهن ڪافرن جي تڪذيب ۽ انڪار کان ڏک ويل نه ٿيو. ڪافرن جو نبين سڳورن سان اهوئي دستور رهيو آهي ۽ مالدار ماڻهو اهڙي طرح پنهنجي مال ۽ اولاد جي غرور ۾ نبين سڳورن جي تڪذيب ڪندا رهن ٿا. شانِ نزول: ٻه شخص واپار ۾ شريڪ هئا. انهن مان هڪ شام ملڪ ۽ هڪ مڪي مڪرمه ۾ رهيو. جڏهن حضور پُرنور محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن مبعوث ٿيا ۽ ان شام ملڪ ۾ محبوب سائين جي خبر پُڳي ته پنهنجي شريڪ کي خط لکيو ۽ ان کان محبوب پاڪ جن جو مفصل احوال معلوم ڪيائين ان شريڪ جواب ۾ لکيو ته (محبوب) محمد مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن پنهنجي نبوت جو اعلان ته ڪيو آهي، پر نيندي درجي جي حقير ۽ غريب ماڻهن کان سواءِ سندن اتباع ڪنهن به نه ڪيو. جڏهن اهو خط ان وٽ پهتو ته اهو پنهنجي واپاري ڪم کي ڇڏي مڪي مڪرمه آيو ۽ اچڻ سان ئي پنهنجي شريڪ کي چيائين ته مون کي محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جو پتو ڏئي ۽ پتو معلوم ڪري محبوب سرور ڪونين صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين، توهان دنيا کي دعوت ڏيو ٿا ۽ اسان کان ڇا گهرو ٿا. فرمايائون بت پرستي ڇڏي هڪ الله تعالىٰ جي عبادت ڪرڻ ۽ پاڻ اسلام جا احڪام ٻڌايائون. اهي ڳالهيون ان جي دل ۾ اثر ڪري ويون ۽ اهو شخص اڳين ڪتابن جو عالم هو، چوڻ لڳو ته مان شاهدي ڏيان ٿو ته توهان بيشڪ الله تعالىٰ جا رسول آهيو. محبوب سائين فرمايو ته اهو ڪيئن ڄاتو

ان ڪمال ادب مان عرض ڪيو ته جڏهن ڪو نبي موڪليو ويو ته پهريائين نيندي درجي جا غريب ماڻهو ئي ان جا تابع ٿيا. اها سنت الاهيه هميشه ئي جاري رهي ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي. ف٩٤ يعني جڏهن دنيا ۾ اسان خوشحال آهيون ته پوءِ اسان جا اعمال ۽ افعال الله تعالىٰ کي پسند هوندا ۽ ايئن ٿيو ته آخرت ۾ عذاب نه ٿيندو. الله تعالىٰ انهن جي باطل خيال کي باطل ڪري ڇڏيو ته آخرت جي ثواب کي دنيا جي زندگي تي قياس ڪرڻ غلط آهي. ف٩٥ آزمائش ۽ امتحان جي طريقي سان ته پوءِ دنيا ۾ روزي جي ڪشادگي الله تعالىٰ جي رضا جو دليل نه آهي ۽ ايئن ئي ان جي تنگي الله تعالىٰ جي ناراضگي جو دليل نه آهي. ڪنهن گنهگار تي ڪشادگي ڪري ٿو ۽ ڪڏهن فرمانبردار تي تنگي. اها سندس حڪمت آهي، آخرت جي ثواب کي ان تي قياس ڪرڻ غلط ۽ اجايو آهي.

مَآ اَمْوَالُكُمْ وَلَآ اَوْلَادُكُمْ بِالَّتِيْ تُقَرِّبُكُمْ عِنْدَنَا زُلْفٰٓى اِلَّا مَنْ

توهان جا مال ۽ توهان جو اولاد هن لائق نه آهن ته توهان کي اسان جي قريب پهچائن مگر اهو جنهن ايمان آندو

اٰمَنَ وَعَمِلَ صَالِحًا ۫ فَاُولٰٓئِكَ لَهُمْ جَزَآءُ الضِّعْفِ بِمَا عَمِلُوْا

۽ نيکي ڪئي ف٩٦ انهن لاءِ ٻيڻو چوڻو انعام آهي ف٩٧ سندن عملن جي بدلي ۽ اهي ماڙين ۾

وَهُمْ فِي الْغُرُفٰتِ اٰمِنُوْنَ ﴿٣٧﴾ وَالَّذِيْنَ يَسْعَوْنَ فِيْٓ اٰيٰتِنَا

امن ۽ امان سان آهن ف٩٨ ۽ جيڪي اسان جي آيتن ۾ عاجز ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا

مُعٰجِزِيْنَ اُولٰٓئِكَ فِي الْعَذَابِ مُحْضَرُوْنَ ﴿٣٨﴾ قُلْ اِنَّ رَبِّيْ

ف٩٩ انهن کي وٺي عذاب ۾ سٽيو ويندو ف١٠٠ تون فرماءِ بيشڪ منهنجو رب رزق وسيع فرمائي ٿو

يَبْسُطُ الرِّزْقَ لِمَنْ يَّشَآءُ مِنْ عِبَادِهٖ وَيَقْدِرُ لَهٗ ۭ وَمَآ اَنْفَقْتُمْ

پنهنجي ٻانهن مان جنهن جي واسطي گهري ۽ تنگي فرمائي ٿو جنهن جي لاءِ گهري ف١٠١ ۽ جيڪا شيءِ توهان الله جي وات ۾ خرچ ڪريو اهو

مِّنْ شَيْءٍ فَهُوَ يُخْلِفُهٗ ۚ وَهُوَ خَيْرُ الرّٰزِقِيْنَ ﴿٣٩﴾ وَيَوْمَ يَحْشُرُهُمْ جَمِيْعًا

ان جي بدلي ۾ ڏيندو ف١٠٢ اهو سڀ کان بهتر رزق ڏيڻ وارو آهي ف١٠٣ ۽ جنهن ڏينهن انهن سڀني کي گڏ ڪندو ف١٠٤ پوءِ

ثُمَّ يَقُوْلُ لِلْمَلٰٓئِكَةِ اَهٰٓؤُلَآءِ اِيَّاكُمْ كَانُوْا يَعْبُدُوْنَ ﴿٤٠﴾ قَالُوْا سُبْحٰنَكَ

ملائڪن کي فرمائيندو ڇا هي توهان جي پوڄا ڪندا هئا ف١٠٥ . اهي عرض ڪندا تنهنجي پاڪائي آهي

اَنْتَ وَلِيُّنَا مِنْ دُوْنِهِمْ ۚ بَلْ كَانُوْا يَعْبُدُوْنَ الْجِنَّ ۚ اَكْثَرُهُمْ

تون ئي اسان جو دوست آهين نه اهي ف١٠٦ بلڪ اهي جنن جي پوڄا ڪندا هئا ف١٠٧ انهن مان گهڻا

بِهِمْ مُّؤْمِنُوْنَ ﴿٤١﴾ فَالْيَوْمَ لَا يَمْلِكُ بَعْضُكُمْ لِبَعْضٍ نَّفْعًا وَّلَا

انهن تي يقين آڻيندا هئا. ف١٠٨ پوءِ اڄ توهان مان هڪڙو ٻئي جي نفعي ۽ نقصان جو ڪجهه به اختيار نه رکندو

ضَرًّا ۭ وَنَقُوْلُ لِلَّذِيْنَ ظَلَمُوْا ذُوْقُوْا عَذَابَ النَّارِ الَّتِيْ كُنْتُمْ بِهَا

ف١٠٩ ۽ اسان ظالمن کي فرمائينداسين هن باهه جي سزا چکو جنهن کي توهان ڪوڙ سمجهندا هئا

تُكَذِّبُوْنَ ﴿٤٢﴾ وَاِذَا تُتْلٰى عَلَيْهِمْ اٰيٰتُنَا بَيِّنٰتٍ قَالُوْا مَا هٰذَآ اِلَّا رَجُلٌ

ف١١٠ . ۽ جڏهن انهن تي اسان جون روشن آيتون ف١١١ پڙهيون وڃن ٿيون ته چون ٿا ف١١٢ هي ته نه آهي مگر هڪ

يُّرِيْدُ اَنْ يَّصُدَّكُمْ عَمَّا كَانَ يَعْبُدُ اٰبَآؤُكُمْ ۚ وَقَالُوْا مَا هٰذَآ

مرد جيڪو توهان کي روڪڻ چاهي ٿو توهان جي ابن ڏاڏن جي معبودن کان ف١١٣ ۽ چون ٿا ف١١٤ هي ته نه آهي



ف٩٦ يعني مال ان مؤمن صالح کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي لاءِ قرب جو سبب نه آهي، جيڪو ان کي خدا جي وات ۾ خرچ ڪري ۽ اولاد ان مؤمن کان سواءِ ڪنهن ٻئي جي لاءِ قرب جو سبب نه آهي، جيڪو انهن کي نيڪ علم سيکاري، دين جي تعليم ڏئي ۽ صالح ۽ پرهيزگار بنائي.

ف٩٧ هڪ نيڪي جي بدلي ڏهن کان ستن سون تائين ۽ ان کان زياده، جيترو خدا گهري.

ف٩٨ يعني جنت جي مٿانهين منزلن ۾.

ف٩٩ يعني قرآن ڪريم تي اعتراض ڪن ٿا ۽ هي گمان ڪن ٿا ته پنهنجن انهن باطل ڪارين سان اهي ماڻهن کي ايمان آڻڻ کان روڪيندا ۽ انهن جو اهو مڪر اسلام جي حق ۾ هلي ويندو ۽ اهي اسان جي عذاب کان بچي رهندا ته چوته انهن جو عقيدو هي آهي ته مرڻ کان پوءِ اٿڻو ئي نه آهي ته پوءِ عذاب ۽ ثواب ڪهڙو؟

ف١٠٠ ۽ انهن جون مڪاريون ڪين ڪوڪم نه ڏينديون.

ف١٠١ پنهنجي حڪمت جي مطابق.

ف١٠٢ دنيا ۾ يا آخرت ۾. بخاري ۽ مسلم جي حديث ۾ آهي ته الله تعالى فرمائي ٿو خرچ ڪريو توهان تي خرچ ڪيو ويندو ۽ ٻي حديث ۾ آهي ته صدقي سان مال گهٽ نه ٿو ٿئي. معاف ڪرڻ سان عزت وڌي ٿي. نوڙت سان مرتبا بلند ٿين ٿا.

ف١٠٣ چوته ان کان سواءِ جيڪو ڪنهن کي ڏئي ٿو تو ڙي بادشاهه لشڪر کي يا مالڪ غلام کي يا گهر وارو پنهنجي عيال کي، اهو الله تعالى جو پيدا ڪيل ۽ ان جي عطا ڪيل روزي مان ڏئي ٿو. رزق ۽ ان سان نفعي وارو ٿيڻ جي سببن جو خالق الله تعالى کان سواءِ ڪو نه آهي، اهو ئي حقيقي رزاق آهي.

ف١٠٤ يعني انهن مشرڪن کي.

ف١٠٥ دنيا ۾. ف١٠٦ يعني اسان جي انهن سان ڪا به دوستي نه آهي ته پوءِ اسان ڪهڙي طرح انهن جي پوڄڻ سان راضي ٿي سگهون پيا. اسان ان کان آزاد آهيون. ف١٠٧ يعني شيطانن کي، جو انهن جي اطاعت جي لاءِ غير خدا کي پوڄيندا هئا. ف١٠٨ يعني شيطانن تي. ف١٠٩ ۽ اهي ڪوڙا معبود پنهنجن پوڄارين کي ڪجهه نفعو ۽ نقصان پهچائي نه سگهندا. ف١١٠ دنيا ۾ ف١١١ يعني قرآن جون آيتون محبوب سيد عالم صلى الله تعالى عليه واله وسلم جن جي زبان مبارڪ سان. ف١١٢ محبوب حضرت پيغمبر ڪريم صلى الله تعالى عليه واله وصحبه وسلم جن جي نسبت. ف١١٣ يعني بُتن کان. ف١١٤ قرآن شريف جي نسبت.

إِلَّآ إِفۡكٌ مُّفۡتَرًى ۚ وَقَالَ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا لِلۡحَقِّ لَمَّا جَآءَهُمۡ ۙ إِنۡ

مگر بهتان گهڙيل ۽ ڪافرن حق جي لاءِ چيو ف١١٥ جڏهن انهن وٽ آيو هي ته نه آهي

هٰذَآ إِلَّا سِحۡرٌ مُّبِيۡنٌ ﴿٤٣﴾ وَمَآ اٰتَيۡنٰهُمۡ مِّنۡ كُتُبٍ يَّدۡرُسُوۡنَهَا وَمَآ

مگر کليل جادو. ۽ اسان انهن کي ڪي به ڪتاب نه ڏنا جن کي پڙهندا اهجن ۽ نه وري توکان اڳ ۾

أَرۡسَلۡنَآ إِلَيۡهِمۡ قَبۡلَكَ مِنۡ نَّذِيۡرٍ ﴿٤٤﴾ وَكَذَّبَ الَّذِيۡنَ مِنۡ قَبۡلِهِمۡ ۙ

انهن وٽ ڪو ڊيڄاريندڙ آيو ف١١٦ ۽ انهن کان اڳين به ف١١٧ ڪوڙو چيو

وَمَا بَلَغُوۡا مِعۡشَارَ مَآ اٰتَيۡنٰهُمۡ فَكَذَّبُوۡا رُسُلِيۡ ۟ فَكَيۡفَ كَانَ نَكِيۡرِ ﴿٤٥﴾

۽ هي ته ان جي ڏهين پتي کي نه پهتا جيڪو اسان انهن کي ڏنو هو ف١١٨ پوءِ انهن منهنجي رسولن کي ڪوڙو چيو پوءِ ڪيئن ٿيو منهنجو انڪار ف١١٩

قُلۡ إِنَّمَآ أَعِظُكُمۡ بِوَاحِدَةٍ ۚ أَنۡ تَقُوۡمُوۡا لِلّٰهِ مَثۡنٰى وَفُرَادٰى ثُمَّ

ف١١٩ تون فرماءِ مان توهان کي هڪ نصيحت ڪريان ٿو ف١٢٠ اهي ته الله جي واسطي قيام ڪريو ف١٢١ ٻه ٻه ف١٢٢ ۽ اڪيلا اڪيلا ف١٢٣ پوءِ

تَتَفَكَّرُوۡا ۟ مَا بِصَاحِبِكُمۡ مِّنۡ جِنَّةٍ ۚ إِنۡ هُوَ إِلَّا نَذِيۡرٌ لَّكُمۡ بَيۡنَ

سوچ ڪريو ف١٢٤ جو توهان جي هن صاحب ۾ چرياڻپ جي ڪا ڳالهه نه آهي اهو ته نه آهي مگر توهان کي ڊيڄاريندڙ ف١٢٥

يَدَيۡ عَذَابٍ شَدِيۡدٍ ﴿٤٦﴾ قُلۡ مَا سَأَلۡتُكُمۡ مِّنۡ أَجۡرٍ فَهُوَ لَكُمۡ ۚ

اڳ جي هڪ سخت عذاب کان. ف١٢٦ تون فرماءِ مان توهان کان ان تي ڪو اجر گهريو هجي ته اهو توهان کي پهتو ف١٢٧

إِنۡ أَجۡرِيَ إِلَّا عَلَى اللّٰهِ ۚ وَهُوَ عَلٰى كُلِّ شَيۡءٍ شَهِيۡدٌ ﴿٤٧﴾ قُلۡ

منهنجو اجر ته الله تي ئي آهي ۽ اهو هر شيءِ تي شاهد آهي. تون فرماءِ

إِنَّ رَبِّيۡ يَقۡذِفُ بِالۡحَقِّ ۚ عَلَّامُ الۡغُيُوۡبِ ﴿٤٨﴾ قُلۡ جَآءَ الۡحَقُّ وَمَا

بيشڪ منهنجو رب حق جو القاء فرمائي ٿو ف١٢٨ تمام گهڻو ڄاڻندڙ سمورن غيبن جو. تون فرماءِ حق آيو ف١٢٩ ۽

يُبۡدِئُ الۡبَاطِلُ وَمَا يُعِيۡدُ ﴿٤٩﴾ قُلۡ إِنۡ ضَلَلۡتُ فَإِنَّمَآ أَضِلُّ

باطل نه ته اڳرائي ڪري ۽ نه وري موٽي اچي ف١٣٠. تون فرماءِ جيڪڏهن مان ٿڙيس ته پنهنجي ئي نقصان لاءِ ٿڙيس

عَلٰى نَفۡسِيۡ ۚ وَإِنِ اهۡتَدَيۡتُ فَبِمَا يُوۡحِيۡٓ إِلَيَّ رَبِّيۡ ۚ إِنَّهٗ سَمِيۡعٌ

ف١٣١ ۽ جيڪڏهن مان واٽ لڌي ته ان سبب جو منهنجو رب منهنجي طرف وحي فرمائي ٿو ف١٣٢ بيشڪ اهو ٻڌڻ وارو

قَرِيۡبٌ ﴿٥٠﴾ وَلَوۡ تَرٰٓى إِذۡ فَزِعُوۡا فَلَا فَوۡتَ وَأُخِذُوۡا مِنۡ مَّكَانٍ

ويجهو آهي. ف١٣٣ ۽ جي ڪنهن طرح تون ڏسين ف١٣٤ جڏهن اهي گهٻرائجي ويندا پوءِ ڀڄي نه سگهندا ف١٣٥ ۽ هڪ ويجهي جاءِ

ع ٥ ١١

ف١١٥ يعني قرآن شريف کي. ف١١٦ يعني توهان کان اڳ عرب جي مُشرڪن وٽ نه ڪو ڪتاب آيو، نه رسول، جنهن جي طرف پنهنجي دين جي نسبت ڪري سگهن پوءِ هي جنهن خيال تي آهن، انهن وٽ ان جي ڪا سَنَد نه آهي. اهو انهن جي نفس جو فريب آهي. ف١١٧ يعني اڳين امتن قريشن وانگر رسولن جي تڪذيب ڪئي ۽ انهن کي. ف١١٨ يعني جيڪا قوت، مال ۽ اولاد جي ڪثرت ۽ ڊگهي عمر اڳين کي ڏني وئي هُئي، قريش جي مُشرڪن وٽ ته ان جو ڏهون حصو به نه آهي. انهن جا اڳيان ته انهن کان طاقت وقوت ۽ مال ودولت ۾ ڏهوڻا هُئا. ف١١٩ يعني انهن کي ناپسند رکڻ، عذاب ڏيڻ ۽ هلاڪ فرمائڻ يعني اڳين ڪوڙن جڏهن منهنجن رسولن کي ڪوڙو چيو ته پوءِ مان پنهنجي عذاب سان انهن کي هلاڪ ڪيو ۽ سندن طاقت وقوت ۽ مال ودولت ڪا به شيءِ ڪم نه آئي انهن مان ڪُن جي حقيقت ڇا آهي، انهن کي ڊڄڻ گهرجي. ف١٢٠ جيڪڏهن توهان ان تي عمل ڪيو ته پوءِ توهان تي حق واضح ٿي ويندو ۽ توهان وسوسن شبهن ۽ گمراهي جي مصيبت کان ڇوٽڪارو لهندؤ. اها نصيحت هي آهي. ف١٢١ صرف حق جي طلب جي نيت سان پنهنجي پاڻ کي طرفداري ۽ تعصب کان خالي ڪري. ف١٢٢ ته جيئن پاڻ ۾ مشورو ڪري سگهو ۽ هر هڪ ٻئي سان پنهنجي فڪر جو نتيجو بيان ڪري سگهي ۽ ٻئي انصاف سان غور ڪري سگهن. ف١٢٣ ته جيئن مجموعي ۽ ميڙ کان طبيعت متنفر نه ٿئي ۽ تعصب، طرفداري مقابلي ۽ لحاظ وغيره کان طبيعتون پاڪ رهن ۽ پنهنجي دل ۾ انصاف ڪرڻ جو موقعو ملي. ف١٢٤ ۽ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي نسبت غور ڪريو ته ڇا جيئن ڪافر سندن طرف جنون جي نسبت ڪن ٿا، ان ۾ سچائي جو ڪجھ شبهو به آهي. توهان جي پنهنجي تجربي ۾ قريشن ۾ يا نوعِ انسان ۾ ڪو شخص به ان مرتبي جو عاقل نظر آيو آهي. ڇا اهڙو ذهين، اهڙو راءِ وارو ڏٺو اٿو، اهڙو سچو، اهڙو پاڪ نفس ٻيو ڪو به ڏٺو اٿو؟ جڏهن توهان جو نفس حڪم ڪري ۽ توهان جو ضمير مڃي ته حضور محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن انهن وصفن ۾ اڪيلا آهن ته پوءِ يقين ڄاڻو. ف١٢٥ الله تعالىٰ جو نبي. ف١٢٦ ۽ اهو آخرت جو عذاب آهي. ف١٢٧ يعني مان نصيحت، هدايت ۽ رسالت جي تبليغ تي توهان کان ڪو اجر نٿو طلب ڪريان. ف١٢٨ پنهنجن نبين سڳورن جي طرف. ف١٢٩ يعني قرآن ۽ اسلام. ف١٣٠ يعني شرڪ ۽ ڪفر مٽجي ويو نه ان جي شروعات رهي، نه ان جو موٽي اچڻ. مُراد هيءَ آهي ته اهو هلاڪ ٿي ويو. ف١٣١ مڪي جا ڪافر حضور محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي چوندا هُئا ته توهان گمراهه ٿي ويا (معاذ الله تعالىٰ). الله تعالىٰ پنهنجي نبي محبوب ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي حڪم ڏنو ته توهان انهن کي فرمايو ته جيڪڏهن اهو فرض ڪيو وڃي ته مان گمراهه ٿيس ته ان جو وبال منهنجي نفس تي آهي. ف١٣٢ حڪمت ۽ بيان جي ڄاڻ هدايت وارو ٿيڻ انهيءَ جي توفيق ۽ هدايت تي آهي. نبي سڀئي معصوم ٿين ٿا. انهن کان گناهه نه ٿو ٿي سگهي ۽ حضور محبوب سائين جن ته سيد الانبياء صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم آهن، خلق کي نيڪين جون واٽون سندن اتباع سان ملن ٿيون. جلالتِ منزلت ۽ رفعتِ مرتبت جي باوجود ڪين حڪم ڏنو ويو ته گمراهي جي نسبت فرضي طور تي پنهنجي نفس جي طرف فرمائن ته جيئن خلق کي معلوم ٿئي ته گمراهي جي پيدا ٿيڻ جي جڳهه انسان جو نفس آهي. جڏهن ان کي ان تي ڇڏيو وڃي ٿو ته ان سان گمراهي پيدا ٿئي ٿي ۽ هدايت الله تعالىٰ عزّوجلّ جي رحمت ۽ بخشش سان حاصل ٿئي ٿي. نفس ان جي پيدا ٿيڻ جي جڳهه نه آهي. ف١٣٣ هر هدايت واري ۽ گمراهي جي ڳالهه تو ۽ انهن جي عمل ۽ ڪردار کان باخبر آهي. ڪو ڪيترو ئي لڪائي، ڪنهن جو حال ان کان لڪي نٿو سگهي. عرب جي هڪ مايه ناز شاعر اسلام آڻڻ وقت ڪافرن ان کي چيو ته ڇا تون پنهنجي دين کان ڦري وئين ۽ ايترو وڏو شاعر ۽ زبان جو ماهر ٿي ڪري به (محبوب) محمّد مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن تي ايمان آندئي؟ ان چيو ته هائو، اهي مون تي غالب ٿي ويا. قرآن ڪريم جون ٽي آيتون مان ٻُڌيون ۽ چاهيم ته انهن جي قافيي تي ٽي شعر چوان، ڪيتري به ڪوشش ڪيم، محنت سٺم، پنهنجي سموري قوت صرف ڪيم، مگر اهو ممڪن نه ٿي سگهيو. تڏهن مون کي يقين ٿي ويو ته اهو بشر جو ڪلام نه آهي. اهي آيتون قُلۡ إِنَّ رَبِّيۡ يَقۡذِفُ بِالۡحَقِّ کان سَمِيۡعٌ قَرِيۡبٌ تائين آهن (روح البيان). ف١٣٤ ڪافرن کي مرڻ يا قبر کان اُٿڻ جي وقت يا بدر جي ڏينهن. ف١٣٥ ۽ ڪا جڳهه ڀڄڻ يا پناهه وٺڻ جي نه لهي سگهندا.

قَرِيْبٍ ﴿٥١﴾ وَّ قَالُوْٓا اٰمَنَّا بِهٖ ۚ وَاَنّٰى لَهُمُ التَّنَاوُشُ مِنْ مَّكَانٍۢ

کان پکڙيا ويندا. ۽ چوندا اسان ان تي ايمان آندو ۱۳۶ ۽ هاڻي اهي ان کي ڪيئن هٿ ڪن ايترو پري واري جاءِ کان

بَعِيْدٍ ﴿٥٢﴾ ۚ وَّ قَدْ كَفَرُوْا بِهٖ مِنْ قَبْلُ ۚ وَيَقْذِفُوْنَ بِالْغَيْبِ مِنْ

۱۳۷ ف. جو پهريائين ۱۳۸ ته هن کان انڪار ڪري چڪا هئا ۽ اڻ ڏٺي ڏي ڪاهڻندا آهن ۱۳۹ ف ۱۴۰

مَّكَانٍۢ بَعِيْدٍ ﴿٥٣﴾ وَحِيْلَ بَيْنَهُمْ وَبَيْنَ مَا يَشْتَهُوْنَ كَمَا فُعِلَ

پرانهين جاءِ کان. ف ۱۴۱ ۽ رڪاوٽ ڪري ڇڏي وئي انهن ۾ ۽ ان ۾ جنهن کي چاهن ٿا ف ۱۴۲ جيئن انهن کان اڳي

بِاَشْيَاعِهِمْ مِّنْ قَبْلُ ؕ اِنَّهُمْ كَانُوْا فِىْ شَكٍّ مُّرِيْبٍ ﴿٥٤﴾

سندن ٽولن سان ڪيو ويو هو ف ۱۴۳ بيشڪ اهي ڌوڪي ۾ وجهندڙ شڪ ۾ هئا. ف ۱۴۴

ع ٦ / ٩ / ١٢

سُوْرَةُ فَاطِرٍ ٣٥ مَكِّيَّةٌ ٤٣ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ — اٰيَاتُهَا ٤٥ رُكُوْعَاتُهَا ٥

سورة فاطر مڪي آهي ان ۾ الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف ۱ پنجيتاليهه آيتون ۽ پنج رڪوع آهن

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ فَاطِرِ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ جَاعِلِ الْمَلٰٓئِكَةِ رُسُلًا

سموريون خوبيون الله جي واسطي جيڪو آسمانن ۽ زمين جو بڻائيندڙ ملائڪن کي رسول ڪندڙ ف ۲

اُولِىْٓ اَجْنِحَةٍ مَّثْنٰى وَثُلٰثَ وَرُبٰعَ ؕ يَزِيْدُ فِى الْخَلْقِ مَا يَشَآءُ ؕ

جن جا ٻه ٻه ٽي ٽي ۽ چار چار پر آهن وڌائي ٿو پيدائش ۾ جيڪي گهري ف ۳ بيشڪ

اِنَّ اللّٰهَ عَلٰى كُلِّ شَىْءٍ قَدِيْرٌ ﴿١﴾ مَا يَفْتَحِ اللّٰهُ لِلنَّاسِ مِنْ رَّحْمَةٍ

الله هر شيءِ تي قادر آهي الله جيڪا رحمت ماڻهن لاءِ کولي ف ۴ ان کي ڪو به

فَلَا مُمْسِكَ لَهَا ۚ وَمَا يُمْسِكْ ۙ فَلَا مُرْسِلَ لَهٗ مِنْۢ بَعْدِهٖ ؕ وَهُوَ

روڪڻ وارو نه آهي ۽ جو ڪجهه روڪي ڇڏي ته ان جي روڪ کان پوءِ ان جو ڪوئي ڇڏڻ وارو نه آهي ۽

الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ﴿٢﴾ يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ اذْكُرُوْا نِعْمَتَ اللّٰهِ عَلَيْكُمْ ؕ

اهو ئي عزت وارو ۽ حڪمت وارو آهي. اي انسانو! پاڻ تي الله جو احسان ياد ڪريو ف ۵

هَلْ مِنْ خَالِقٍ غَيْرُ اللّٰهِ يَرْزُقُكُمْ مِّنَ السَّمَآءِ وَالْاَرْضِ ؕ لَآ

ڇا الله کان سواءِ ٻيو ڪو به خالق آهي جيڪو آسمان ۽ زمين کان توهان کي روزي ڏي ان کان سواءِ ڪو معبود

اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۖ فَاَنّٰى تُؤْفَكُوْنَ ﴿٣﴾ وَاِنْ يُّكَذِّبُوْكَ فَقَدْ كُذِّبَتْ

نه آهي پوءِ توهان ڪاڏي اونڌي منهن وڃو ٿا. ف ۶ ۽ جيڪڏهن اهي توکي ڪوڙو چون ف ۷ ته بيشڪ توکان اڳي ڪيترن ئي

ف ۱۳۶ اجتي به هوندا، چوته ڪٿي به هجن ۽ الله تعالى جي پڪڙ کان پري نه ٿا ٿي سگهن. ان وقت حق جي معرفت جي لاءِ بي قرار ٿيندا. ف ۱۳۷ يعني محبوب سيد الڪونين صلى الله تعالى عليه واله وسلم جن تي. ف ۱۳۸ يعني هاڻي مڪلف ٿيڻ جي محل کان پري ٿي ڪري توبهه ۽ ايمان ڪيئن لهي سگهندا. ف ۱۳۹ يعني عذاب ڏسڻ کان اڳ. ف ۱۴۰ يعني اجايو چئي وڃن ٿا. جيئن انهن محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالى عليه واله وسلم جن جي شان اقدس ۾ چيو هو ته اهي شاعر آهن، جادوگر آهن، ڪاهن آهن ۽ انهن ڪڏهن حضور محبوب سائين جن کان شعر، جادو ۽ ڪهانت جو صدور نه ڏٺو هو. ف ۱۴۱ يعني صدق ۽ واقعيت کان دور ۽ جو انهن جي انهن طعنن کي صدق سان قرب ۽ ويجهڙائي به نه آهي. ف ۱۴۲ يعني توبهه ۽ ايمان ۾. ف ۱۴۳ ته انهن جي توبهه ۽ ايمان نااميدي جي وقت قبول نه فرمايو ويندو. ف ۱۴۴ ايمانيات جي متعلق.

## سُوْرَةُ فَاطِرٍ

ف ۱ سورة فاطر مڪي آهي، هن ۾ پنج رڪوع ۽ پنجيتاليهه آيتون، نوسؤ ستر ڪلما ۽ ٽي هزار هڪ سؤ ٽيهه حرف آهن. ف ۲ پنهنجي نبين سڳورن جي طرف. ف ۳ ملائڪن ۾ ۽ انهن کان سواءِ ٻي مخلوق ۾. ف ۴ مثلاً برسات رزق ۽ صحت وغيره. ف ۵ جو ان توهان جي لاءِ زمين کي فرش بڻايو، آسمان کي ڪنهن ٿنڀي کان سواءِ قائم ڪيو، پنهنجي راهه ڏيکارڻ ۽ حق جي دعوت ڏيڻ جي لاءِ رسولن کي موڪليو ۽ رزق جا دروازا کوليا. ف ۶ مينهن وسائي ۽ قسم قسم جا ميوا پيدا ڪري. ف ۷ ۽ هي جاڻيندي ته اهو ئي خالق ۽ رازق آهي. ايمان ۽ توحيد کان ڇو ڦرو ٿا. ان کان پوءِ محبوب سيد عالم محمد مصطفىٰ صلى الله تعالى عليه واله وسلم جن جي تسلي جي لاءِ فرمايو وڃي ٿو. ف ۸ اي محبوب محمد مصطفىٰ صلى الله تعالى عليه واله وسلم! ۽ توهان جي نبوت ۽ رسالت کي نه مڃين ۽ توحيد، بعث، حساب ۽ عذاب جو انڪار ڪن.

رُسُلٌ مِّنْ قَبْلِكَ ؕ وَاِلَى اللّٰهِ تُرْجَعُ الْاُمُوْرُ ۝٤ يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ

رسولن کي کوڙو چيو ويو ف٩ ۽ سمورا ڪم الله جي طرف ئي موٽن ٿا ف١٠ اي انسانو بيشڪ الله جو واعدو

اِنَّ وَعْدَ اللّٰهِ حَقٌّ فَلَا تَغُرَّنَّكُمُ الْحَيٰوةُ الدُّنْيَا ٚ وَلَا يَغُرَّنَّكُمْ

سچو آهي ف١١ پوءِ توهان کي هرگز دوکو نه ڏئي دنيا جي زندگي ف١٢ ۽ هرگز توهان کي الله جي حڪم تي دوکو نه ڏئي اهو

بِاللّٰهِ الْغَرُوْرُ ۝٥ اِنَّ الشَّيْطٰنَ لَكُمْ عَدُوٌّ فَاتَّخِذُوْهُ عَدُوًّا ؕ اِنَّمَا

وڏو دوکي باز ف١٣ بيشڪ شيطان توهان جو دشمن آهي پوءِ توهان به ان کي دشمن سمجهو ف١٤ اهو ته

يَدْعُوْا حِزْبَهٗ لِيَكُوْنُوْا مِنْ اَصْحٰبِ السَّعِيْرِ ۝٦ اَلَّذِيْنَ كَفَرُوْا لَهُمْ

پنهنجي ٽولي کي ف١٥ هن ڪري سڏي ٿو ته جو دوزخين مان ٿين. ف١٦ ڪافرن جي واسطي ف١٧ سخت عذاب آهي

عَذَابٌ شَدِيْدٌ ؕ۬ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ لَهُمْ مَّغْفِرَةٌ

۽ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون ف١٨ انهن جي واسطي بخشش ۽ وڏو ثواب آهي

وَّاَجْرٌ كَبِيْرٌ ۝٧ اَفَمَنْ زُيِّنَ لَهٗ سُوْٓءُ عَمَلِهٖ فَرَاٰهُ حَسَنًا ؕ فَاِنَّ اللّٰهَ

پوءِ ڇا اهو جنهن جي نگاهه ۾ سندس برو عمل سينگاريو ويو پوءِ ان انهي کي چڱو سمجهيو هدايت واري وانگر ٿي ويندو ف١٩ ان ڪري الله گمراهه

يُضِلُّ مَنْ يَّشَآءُ وَيَهْدِيْ مَنْ يَّشَآءُ ۖ فَلَا تَذْهَبْ نَفْسُكَ

ڪري ٿو جنهن کي گهري ۽ واٽ ڏيکاري ٿو جنهن کي گهري پوءِ تنهنجو ساهه انهن تي حسرتن ۾ نه وڃي

عَلَيْهِمْ حَسَرٰتٍ ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَلِيْمٌۢ بِمَا يَصْنَعُوْنَ ۝٨ وَاللّٰهُ الَّذِيْٓ

ف٢٠ الله خوب ڄاڻي ٿو جو ڪجهه اهي ڪن ٿا. ۽ الله آهي جنهن موڪليون هوائون جو ڪڪر کي

اَرْسَلَ الرِّيٰحَ فَتُثِيْرُ سَحَابًا فَسُقْنٰهُ اِلٰى بَلَدٍ مَّيِّتٍ فَاَحْيَيْنَا

اڀارن ٿيون پوءِ اسان ان کي ڪنهن مئل شهر جي طرف هلايون ٿا ف٢١ پوءِ ان جي سبب اسان زمين کي زنده

بِهِ الْاَرْضَ بَعْدَ مَوْتِهَا ؕ كَذٰلِكَ النُّشُوْرُ ۝٩ مَنْ كَانَ يُرِيْدُ الْعِزَّةَ

فرمايون ٿا ان جي مرڻ کان پوءِ ف٢٢ اهڙي طرح حشر ۾ اٿڻ آهي ف٢٣ جنهن کي عزت جي گهرج هجي ته پوءِ عزت ته سڀ

فَلِلّٰهِ الْعِزَّةُ جَمِيْعًا ؕ اِلَيْهِ يَصْعَدُ الْكَلِمُ الطَّيِّبُ وَالْعَمَلُ الصَّالِحُ

الله جي هٿ آهي ف٢٤ انهي جي طرف چڙهي ٿو پاڪ ڪلام ف٢٥ ۽ جيڪو نيڪ ڪم آهي

يَرْفَعُهٗ ؕ وَالَّذِيْنَ يَمْكُرُوْنَ السَّيِّاٰتِ لَهُمْ عَذَابٌ شَدِيْدٌ ؕ وَ

اهو ان کي بلند ڪري ٿو ف٢٦ ۽ اهي جيڪي برين سازشون ڪندا آهن انهن جي واسطي سخت عذاب آهي ف٢٧ ۽



ف٩ انهن صبر ڪيو، توهان به صبر فرمايو. ڪافرن جو نبين سڳورن سان پراڻي وقت کان اهو دستور هلندو اچي ٿو. ف١٠ اهو ڪوڙ وچيندڙن کي سزا ڏيندو ۽ رسولن جي مدد فرمائيندو. ف١١ قيامت اچڻي آهي، مرڻ کان پوءِ ضرور اٿڻو آهي عملن جو حساب يقيناً ٿيندو ۽ هر هڪ کي سندس ڪئي جي جزا بيشڪ ملندي. ف١٢ جوان جي لذتن ۾ مشغول ٿي ڪري آخرت کي وساري ڇڏيو. ف١٣ يعني شيطان توهان جي دلين ۾ هي وسوسو وجهي ته گناهن مان مزو وٺو، الله تعاليٰ بردبار فرمائڻ وارو آهي، اهو معاف ڪندو، الله تعاليٰ بيشڪ حلم وارو آهي پر شيطان جي فريب ڪاري هي آهي ته اهو ٻانهن کي اهڙي طرح توبهه ۽ صالح عمل کان روڪي ٿو ۽ گناهه ۽ نافرماني تي بهادر ڪري ٿو، ان جي فريب کان هوشيار رهو. ف١٤ ۽ ان جي اطاعت نه ڪريو ۽ الله تعاليٰ جي طاعت ۾ مشغول رهو. ف١٥ يعني پنهنجن تابعدارن کي ڪفر جي طرف. ف١٦ هاڻي شيطان جي تابعدارن ۽ ان جي مخالفن جو حال تفصيل سان بيان فرمايو وڃي ٿو. ف١٧ جيڪي شيطان جي ٽولي مان آهن. ف١٨ ۽ شيطان جي فريب ۾ نه آيا ۽ ان جي واٽ تي نه هليا. ف١٩ هرگز نه، بري ڪم کي سٺو سمجهڻ وارو هدايت واري وانگر ڇا ٿي سگهي ٿو، اهو ان بدڪار کان تمام گهڻو بهتر آهي، جيڪو پنهنجي خراب عمل کي برو ڄاڻندو هجي ۽ حق کي حق ۽ باطل کي باطل سمجهندو هجي. شانِ نزول:- هيءَ آيت ابوجهل وغيره مڪي جي مشرڪن جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪي پنهنجي ڪفر ۽ شرڪ جهڙن قبيح فعلن کي شيطان جي گمراهه ڪرڻ ۽ ڀلي سمجهائڻ سان سٺو سمجهندا هئا ۽ هڪ قول هي آهي ته هيءَ آيت بدعت ۽ لالچ وارن جي حق ۾ نازل ٿي، جن ۾ رافضي ۽ خارجي وغيره داخل آهن، جيڪي پنهنجي بدمذهبين کي سٺو سمجهن ٿا ۽ انهن جي ٽولي ۾ داخل آهن سمورا بدمذهب توڙي وهابي هجن يا غير مقلد يا مرزائي يا چڪڙالوي ۽ ڪبيرن گناهن وارا، جيڪي پنهنجي گناهن کي برو ڄاڻن ٿا ۽ حلال نه ٿا سمجهن، ان ۾ داخل نه آهن. ف٢٠ ته افسوس! انهن ايمان نه آندو ۽ حق کي قبول ڪرڻ کان محروم رهيا، مراد هيءَ آهي ته توهان انهن جي ڪفر ۽ هلاڪت جو غم نه فرمايو. ف٢١ جنهن ۾ ساوڪ ۽ ٻوٽو نه آهي ۽ ته ڪر جي ڪري اتان جي زمين بي جان ٿي رهي آهي. ف٢٢ ۽ ان کي سرسبز ۽ شاداب ڪري ڇڏيون ٿا. ان مان اسان جي قدرت ظاهر آهي. ف٢٣ حضور پرنور محبوب سرور ڪونين صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن کي هڪ صحابي عرض ڪيو ته الله تعاليٰ مئل کي ڪيئن زنده فرمائيندو؟ خلق ۾ ان جي ڪا نشاني هجي ته ارشاد فرمايو. فرمايائون ته ڇا! تنهنجو ڪنهن اهڙي جهنگل کان گذر ٿيو آهي، جيڪو ڏڪر جي ڪري بي جان ٿي ويو هجي ۽ اتي ساوڪ جو نالو ۽ نشان نه رهيو هجي. وري ڪڏهن ان ئي جهنگل ۾ گذر ٿيو هجي ۽ ان کي سرسبز شاداب لڌو هجي. ان صحابي عرض ڪيو بيشڪ اهڙو ٿيو آهي. حضور محبوب سائين جن فرمايائين ته ئي الله تعاليٰ مئلن کي زنده ڪندو ۽ خلق ۾ اها ان جي نشاني آهي. ف٢٤ دنيا ۽ آخرت ۾ اهوئي عزت جو مالڪ آهي، جنهن کي چاهي عزت ڏئي، پوءِ جيڪو عزت جو طلبگار هجي، سو الله تعاليٰ کان عزت طلب ڪري ڇو ته هر شيءِ سندس ئي مالڪ کان طلب ڪئي ويندي آهي. حديث شريف ۾ آهي ته الله تعاليٰ هر روز فرمائي ٿو ته جنهن کي ٻنهي جهانن جي عزت جي خواهش هجي، ان کي گهرجي ته اهو حضرت رب العزت جل شانه جي اطاعت ڪري ۽ عزت جي طلب جو ذريعو ايمان ۽ صالح عمل آهن. ف٢٥ يعني ان جي قبول ۽ رضا جي محل تائين پهچي ٿو ۽ پاڪ ڪلام مان مراد توحيد، تسبيح، تحميد ۽ تڪبير وغيره جا ڪلما آهن. جيئن حاڪم ۽ بيهقي روايت ڪيو ۽ حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما ڪلمهٔ طيبه جو تفسير نه ڪر سان فرمايو ۽ ڪن مفسرِ قرآن ۽ دعا به مراد ورتو آهي. ف٢٦ نيڪ ڪم مان مراد اهو عمل ۽ عبادت آهي، جيڪو خلوص سان هجي ۽ معنيٰ هيءَ آهي ته ڪلمهٔ طيبه عمل کي بلند ڪري ٿو، ڇو ته عمل توحيد ۽ ايمان کان سواءِ مقبول نه آهي يا هيءَ معنيٰ آهي ته صالح عمل کي الله تعاليٰ رفعتِ قبول عطا فرمائي ٿو يا هيءَ معنيٰ ته نيڪ عمل ڪرڻ وارن جا مرتبا بلند ڪن ٿا. پوءِ جيڪو عزت گهري، ان کي لازم آهي ته نيڪ عمل ڪري. ف٢٧ مراد انهن مڪر ڪرڻ وارن مان اهي قريش آهن، جن دارالندوه ۾ گڏ ٿي ڪري محبوب نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي نسبت قيد ڪرڻ، قتل ڪرڻ ۽ جلاوطن ڪرڻ جا مشورا ڪيا هئا، جنهنجو تفصيلي بيان سورة انفال ۾ ٿي چڪو آهي.

مَكْرُ أُولَٰٓئِكَ هُوَ يَبُوْرُ ﴿١٠﴾ وَاللّٰهُ خَلَقَكُمْ مِّنْ تُرَابٍ ثُمَّ مِنْ نُّطْفَةٍ

انهن جي سازش تباهه ٿيندي ف٢٨ ۽ الله توهان کي پيدا ڪيو ف٢٩ مٽي مان پوءِ ف٣٠ پاڻيءَ جي بوند مان

ثُمَّ جَعَلَكُمْ أَزْوَاجًا ۚ وَمَا تَحْمِلُ مِنْ أُنْثٰى وَلَا تَضَعُ إِلَّا بِعِلْمِهٖ ۚ

پوءِ توهان کي ڪيائين جوڙا جوڙا ف٣١ ۽ ڪنهن به ماديءَ کي پيٽ نٿو ٿئي ۽ نه اها ڄڻي ٿي مگر سندس علم سان

وَمَا يُعَمَّرُ مِنْ مُّعَمَّرٍ وَّلَا يُنْقَصُ مِنْ عُمُرِهٖٓ إِلَّا فِيْ كِتٰبٍ ۚ إِنَّ

۽ جنهن وڏي عمر واري کي عمر ڏني وڃي يا جنهن شخص جي عمر گهٽائي وڃي اهو سمورو هڪ ڪتاب ۾ آهي ف٣٢ بيشڪ

ذٰلِكَ عَلَى اللّٰهِ يَسِيْرٌ ﴿١١﴾ وَمَا يَسْتَوِي الْبَحْرٰنِ ۖ هٰذَا عَذْبٌ فُرَاتٌ

اهو الله تي آسان آهي ف٣٣ ۽ ٻئي سمنڊ برابر نه آهن ف٣٤ هيءُ مٺو آهي خوب مٺو

سَآئِغٌ شَرَابُهٗ وَهٰذَا مِلْحٌ أُجَاجٌ ۖ وَمِنْ كُلٍّ تَأْكُلُوْنَ لَحْمًا طَرِيًّا

خوشگوار پاڻي ۽ هيءُ کارو آهي ڪڙو ۽ هر هڪ مان توهان کائو ٿا تازو گوشت ف٣٥ ۽

وَّتَسْتَخْرِجُوْنَ حِلْيَةً تَلْبَسُوْنَهَا ۚ وَتَرَى الْفُلْكَ فِيْهِ مَوَاخِرَ

ڪڍو ٿا پائڻ جو هڪ زيور ف٣٦ ۽ تون ٻيڙين کي ان ۾ ڏسندين جو پاڻي چيرن ٿيون ف٣٧

لِتَبْتَغُوْا مِنْ فَضْلِهٖ وَلَعَلَّكُمْ تَشْكُرُوْنَ ﴿١٢﴾ يُوْلِجُ الَّيْلَ فِي النَّهَارِ

جيئن توهان ان جو فضل تلاش ڪريو ف٣٨ ۽ ڪنهن طرح شڪر ادا ڪريو. ف٣٩ رات کي آڻي ٿو ڏينهن جي حصي ۾ ۽

وَيُوْلِجُ النَّهَارَ فِي الَّيْلِ ۙ وَسَخَّرَ الشَّمْسَ وَالْقَمَرَ ۖ كُلٌّ يَّجْرِيْ

ڏينهن کي آڻي ٿو رات جي حصي ۾ ف٤٠ ۽ ان ڪم ۾ لڳائي ڇڏيو سج ۽ چنڊ کي هر هڪ هڪ مقرر مدت تائين

لِأَجَلٍ مُّسَمًّى ۚ ذٰلِكُمُ اللّٰهُ رَبُّكُمْ لَهُ الْمُلْكُ ۚ وَالَّذِيْنَ تَدْعُوْنَ

هلي ٿو ف٤١ هيءُ آهي الله توهان جو رب انهيءَ جي بادشاهي آهي ۽ ان کان سواءِ جن جي توهان پوڄا ڪريو ٿا

مِنْ دُوْنِهٖ مَا يَمْلِكُوْنَ مِنْ قِطْمِيْرٍ ﴿١٣﴾ إِنْ تَدْعُوْهُمْ لَا يَسْمَعُوْا

ف٤٢ کجور جي ککڙي جي ڇلڪي جا به مالڪ نه آهن. توهان انهن کي پڪاريو ته اهي توهان جو سڏ نه ٻڌن

دُعَآءَكُمْ ۚ وَلَوْ سَمِعُوْا مَا اسْتَجَابُوْا لَكُمْ ۗ وَيَوْمَ الْقِيٰمَةِ يَكْفُرُوْنَ

ف٤٤ ۽ بالفرض ٻڌي به وٺن ته توهان جي ضرورت پوري نه ڪري سگهن ف٤٥ ۽ قيامت جي ڏينهن اهي توهان جي شرڪ جو

بِشِرْكِكُمْ ۚ وَلَا يُنَبِّئُكَ مِثْلُ خَبِيْرٍ ﴿١٤﴾ يٰٓأَيُّهَا النَّاسُ أَنْتُمُ الْفُقَرَآءُ

انڪار ڪندا ف٤٦ ۽ توکي ڪير به نه ٻڌائيندو ان ٻڌائيندڙ وانگر ف٤٧. اي انسانو توهان سمورا الله جا محتاج آهيو ف٤٨

ع ٢ ١٤

ف٢٨ ۽ اهي پنهنجي مڪر ۽ فريب ۾ ڪامياب نه ٿيندا. اهڙي طرح ايئن ئي ٿيو محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن انهن جي شر کان محفوظ رهيا ۽ انهن پنهنجين مڪارين جون سزائون لڌيون، جو بدر ۾ قيد به ٿيا، قتل به ڪيا ويا ۽ مڪه مڪرمه مان ڪڍيا به ويا. ف٢٩ يعني توهان جي اصل حضرت آدم عليه السلام کي. ف٣٠ ان جي نسل کي. ف٣١ مرد ۽ عورت. ف٣٢ يعني لوحِ محفوظ ۾. حضرت قتاده کان روايت ٿيل آهي ته معمر اهو آهي جنهنجي عمر سٺ سالن تائين پهچي ۽ گهٽ عمر وارو اهو جيڪو ان کان اڳ مري وڃي. ف٣٣ يعني عمل ۽ موت جو مڪتوب فرمائڻ. ف٣٤ بلڪ ٻنهي ۾ فرق آهي. ف٣٥ يعني مڇي. ف٣٦ گوهر ۽ مرجان. ف٣٧ درياءَ ۾ هلندي ۽ هڪ ئي هوا ۾ اچن به ٿيون ۽ وڃن به ٿيون. ف٣٨ واپار ۾ نفعو حاصل ڪري. ف٣٩ ۽ الله تعالىٰ جي نعمتن جي شڪرگذاري ڪريو. ف٤٠ ته پوءِ ڏينهن وڏي وڃي ٿو. ف٤١ ته پوءِ رات وڏي وڃي ٿي. ايستائين وڏي وڃڻ واري ڏينهن يا رات جو مقدار پندرهن ڪلاڪن تائين پهچي ٿو ۽ گهٽجڻ وارو نون ڪلاڪن جو رهجي وڃي ٿو. ف٤٢ يعني قيامت جي ڏينهن تائين ته جڏهن قيامت اچي ويندي ته پوءِ انهن جو هلڻ موقوف ٿي ويندو ۽ اهو نظام باقي نه رهندو. ف٤٣ يعني بت. ف٤٤ جو ته جماد بي جان آهن. ف٤٥ جو ته اصلاً قدرت ۽ اختيار نه ٿا رکن. ف٤٦ ۽ بيزاري جو اظهار ڪندا ۽ چوندا توهان اسان کي نه پوڄيندا هيؤ. ف٤٧ يعني ٻنهي جهانن جي احوال ۽ بت پرستي جي انجام جي جهڙي خبر الله تعالىٰ ڏئي ٿو بيرڪو به نه مشو ڏيئي سگهي.

اِلَى اللّٰهِ ۚ وَاللّٰهُ هُوَ الْغَنِيُّ الْحَمِيْدُ ﴿١٥﴾ اِنْ يَّشَاْ يُذْهِبْكُمْ وَيَاْتِ بِخَلْقٍ

۽ الله ئي بي نياز آهي سمورين خوبين سارا هيل. اهو گهُري ته توهان کي ختم ڪري وڃي ۽ نئين مخلوق آڻي

جَدِيْدٍ ﴿١٦﴾ ۚ وَمَا ذٰلِكَ عَلَى اللّٰهِ بِعَزِيْزٍ ﴿١٧﴾ وَلَا تَزِرُ وَازِرَةٌ وِّزْرَ

ف٥٠ ۽ اهو الله تي ڪجهه ڏکيو نه آهي. ۽ ڪو به بار کڻندڙ ساهه ٻي جو بار نه کڻندو وا٥

اُخْرٰى ۭ وَاِنْ تَدْعُ مُثْقَلَةٌ اِلٰى حِمْلِهَا لَا يُحْمَلْ مِنْهُ شَيْءٌ وَّلَوْ

۽ جيڪڏهن ڪا بار کڻندڙ پنهنجو بار ونڊائڻ جي واسطي ڪنهن کي سڏي ته ان جي بار مان ڪو به ڪجهه نه کڻندو

كَانَ ذَا قُرْبٰى ۭ اِنَّمَا تُنْذِرُ الَّذِيْنَ يَخْشَوْنَ رَبَّهُمْ بِالْغَيْبِ وَاَقَامُوا

جيترو ٽيڪ ويجهو رشتيدار هجي و٥٢ محبوب تنهنجو ڊيڄارڻ انهن کي فائدو ڏي ٿو جيڪي اڻ ڏٺي پنهنجي رب کان ڊڄندا آهن ۽

الصَّلٰوةَ ۭ وَمَنْ تَزَكّٰى فَاِنَّمَا يَتَزَكّٰى لِنَفْسِهٖ ۭ وَاِلَى اللّٰهِ الْمَصِيْرُ ﴿١٨﴾

نماز قائم رکندا آهن ۽ جيڪو صاف ستو ٿيو و٥٣ ته اهو پنهنجي ڀلائي جي واسطي ئي ستو ٿيو و٥٤ ۽ الله جي طرف ئي موٽڻو آهي

وَمَا يَسْتَوِي الْاَعْمٰى وَالْبَصِيْرُ ﴿١٩﴾ ۙ وَلَا الظُّلُمٰتُ وَلَا النُّوْرُ ﴿٢٠﴾ ۙ وَ

۽ برابر نه آهن انڌو ۽ اکين وارو و٥٥ ۽ نه وري اونداهيون و٥٦ ۽ روشنائي و٥٧

لَا الظِّلُّ وَلَا الْحَرُوْرُ ﴿٢١﴾ ۚ وَمَا يَسْتَوِي الْاَحْيَاۗءُ وَلَا الْاَمْوَاتُ ۭ اِنَّ

۽ نه ڇانوَ و٥٨ ۽ تکي اُس و٥٩ ۽ نه ئي برابر آهن جيئرا ۽ مُئل و٦٠ بيشڪ الله ٻڌائي ٿو

اللّٰهَ يُسْمِعُ مَنْ يَّشَاۗءُ ۚ وَمَآ اَنْتَ بِمُسْمِعٍ مَّنْ فِي الْقُبُوْرِ ﴿٢٢﴾ اِنْ اَنْتَ

جنهن کي گهري و٦١ ۽ تون نه آهين ٻڌائيندڙ انهن کي جيڪي قبرن ۾ آهن. و٦٢ تون ته فقط ڊيڄاريندڙ

اِلَّا نَذِيْرٌ ﴿٢٣﴾ اِنَّآ اَرْسَلْنٰكَ بِالْحَقِّ بَشِيْرًا وَّنَذِيْرًا ۭ وَاِنْ مِّنْ اُمَّةٍ

آهين. و٦٣ اي محبوب بيشڪ اسان توکي حق سان موڪليو خوشخبري ڏيندڙ و٦٤ ۽ ڊيڄاريندڙ و٦٥ ۽ ڪا به امت نه هُئي مگر

اِلَّا خَلَا فِيْهَا نَذِيْرٌ ﴿٢٤﴾ وَاِنْ يُّكَذِّبُوْكَ فَقَدْ كَذَّبَ الَّذِيْنَ مِنْ

انهن ۾ هڪڙو ڊيڄاريندڙ گذري چڪو. و٦٦ ۽ جيڪڏهن اهي توکي ڪوڙو چون ته انهن جا اڳيان ڪوڙو چئي چڪا آهن

قَبْلِهِمْ ۚ جَاۗءَتْهُمْ رُسُلُهُمْ بِالْبَيِّنٰتِ وَبِالزُّبُرِ وَبِالْكِتٰبِ الْمُنِيْرِ ﴿٢٥﴾ ثُمَّ

و٦٨ انهن وٽ سندن رسول آيا روشن دليل و٦٩ ۽ صحيفا ۽ روشني پهچائيندڙ ڪتاب و٧٠ وني ڪري. پوءِ

اَخَذْتُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا فَكَيْفَ كَانَ نَكِيْرِ ﴿٢٦﴾ ۧ اَلَمْ تَرَ اَنَّ اللّٰهَ اَنْزَلَ

مان ڪافرن کي پڪڙيو و٧١ پوءِ ڪيئن ٿيو منهنجو انڪار و٧٢ ڇا تو نه ڏٺو ته الله آسمان مان



و٤٨ يعني ان جي لطف واحسان جا حاجتمند آهيو ۽ سموري خلق ان جي محتاج آهي. حضرت ذوالنون فرمايو ته خلق هر دم ۾ هر گهڙي الله تعاليٰ جي محتاج آهي ۽ ڇو نه ٿيندي، انهن جي هستي ۽ انهن جي بقا سڀ ان جي ڪرم سان آهي. و٤٩ يعني توهان کي معدوم ڪري ڇڏي ڇو ته اهو بي نياز ۽ غني بالذات آهي. و٥٠ توهان جي بدران، جيڪا مطيع ۽ فرمانبردار هجي.

و٥١ معنيٰ هيءَ آهي ته قيامت جي ڏينهن هر هڪ جان تي انهيءَ جي گناهن جو بار هوندو جيڪي ان ڪيا آهن ۽ ڪا جان ڪنهن ٻي جي عيوض نه پڪڙي ويندي. البت جيڪي گمراهه ڪرڻ وارا آهن، انهن جي گمراهه ڪرڻ سان جيڪي ماڻهو گمراهه ٿيا انهن جي سڀني گمراهين جو بار انهن گمراهن تي هوندو ۽ انهن گمراهه ڪرڻ وارن تي به، جيئن قرآن پاڪ ۾ ارشاد ٿيو. وَلَيَحْمِلُنَّ اَثْقَالَهُمْ وَاَثْقَالًا مَّعَ اَثْقَالِهِمْ ۽ حقيقت ۾ هيءَ انهن جي پنهنجي ڪمائي آهي، ٻئي جي نه آهي.

و٥٢ پيءُ يا ماءُ، پٽ يا ڀاءُ، ڪو ڪنهن جو بوجهه نه کڻندو. حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما فرمايو ته ماءُ پيءُ پُٽ کي چنبڙي ويندا ۽ چوندا اي اسان جا پُٽ! اسان جا ڪجهه گناهه کڻ، اهو چوندو منهنجي امڪان ۾ نه آهي، منهنجو پنهنجو بار ڇا گهٽ آهي.

و٥٣ يعني برائين کان بچيو ۽ نيڪ عمل ڪيائين.

و٥٤ اُن نيڪي جو نفعو اهو ئي لهندو

و٥٥ يعني جاهل ۽ عالم يا ڪافر ۽ مؤمن.

و٥٦ يعني ڪفر.

و٥٧ يعني ايمان.

و٥٨ يعني حق يا جنت.

و٥٩ يعني باطل يا دوزخ.

و٦٠ يعني مؤمن ۽ ڪافر يا عالم ۽ جاهل.

و٦١ يعني جنهن جي هدايت منظور هجي ان کي قبوليت جي توفيق عطا فرمائي ٿو.

و٦٢ يعني ڪافرن کي. هن آيت ۾ ڪافرن کي مُئلن سان تشبيهه ڏني وئي ته جهڙي طرح مُئل ٻُڌل ڳالهه کان نفعو نٿا حاصل ڪري سگهن ۽ نصيحت نٿا قبول ڪن، بد انجام ڪافرن جو به اهو ئي حال آهي جو اهي هدايت ۽ نصيحت مان نفعي وارا نٿا ٿين. هن آيت مان مُئلن جي نه ٻڌڻ تي دليل وٺڻ صحيح نه آهي، ڇو ته آيت ۾ قبرن وارن مان مُراد ڪافر آهن، نه مُئل ۽ ٻُڌڻ مان مُراد اهو ٻُڌڻ آهي جنهن تي هدايت لهڻ جو نفعو مرتب ٿئي. مُئلن جو ٻُڌڻ گهڻين حديثن مان ثابت آهي. هن مسئلي جو بيان ويهين پاري جي ٻئي رڪوع ۾ گذريو. و٦٣ پوءِ جيڪڏهن ٻُڌڻ وارو توهان جي ڊيڄارڻ تي ڪن رکي ۽ قبول ڪري ته پوءِ نفعو لهي ۽ جيڪڏهن ضدي منڪرن مان هجي ۽ توهان جي نصيحت قبول نه ڪري ته پوءِ توهان جو ڪجهه حرج نه آهي، اهو ئي محروم آهي. و٦٤ ايمان وارن کي جنت جي. و٦٥ ڪافرن کي عذاب کان. و٦٦ ته ڪي اهو نبي سڳورو هجي يا دين جو عالم، جيڪو نبي سڳوري جي طرف کان خدا جي خلق کي الله تعاليٰ جو خوف ڏياري. و٦٧ مڪي جا ڪافر. و٦٨ پنهنجن رسولن کي ڪافرن جو پُراڻي وقت کان نبين سڳورن سان اهو ئي ورتاءُ رهيو آهي. و٦٩ يعني نبوت تي دلالت ڪرڻ وارا معجزا. و٧٠ توريت، انجيل ۽ زبور. و٧١ نمونا نمونا جي عذابن سان انهن جي تڪذيبن جي سبب کان. و٧٢ منهنجو عذاب ڏيڻ.

مِنَ السَّمَآءِ مَآءً ۚ فَاَخْرَجْنَا بِهٖ ثَمَرٰتٍ مُّخْتَلِفًا اَلْوَانُهَا ؕ وَمِنَ

پاڻي لاٿو وٰ٤٣ پوءِ اسان ان سان ميوا ڪڍيا رنگ برنگ وٰ٤٤ ۽ جبلن ۾ آهن

الْجِبَالِ جُدَدٌۢ بِيْضٌ وَّحُمْرٌ مُّخْتَلِفٌ اَلْوَانُهَا وَغَرَابِيْبُ سُوْدٌ ﴿۲۷﴾

رستا سفيد ۽ ڳاڙها مختلف رنگن جا ۽ ڪجھ سخت ڳهرا ڪارا .

وَمِنَ النَّاسِ وَالدَّوَآبِّ وَالْاَنْعَامِ مُخْتَلِفٌ اَلْوَانُهٗ كَذٰلِكَ ؕ

۽ ماڻهن ۽ جانورن ۽ چوپاين جا رنگ اهڙي طرح مختلف قسمن جا آهن وٰ٤٥

اِنَّمَا يَخْشَى اللّٰهَ مِنْ عِبَادِهِ الْعُلَمٰٓؤُا ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَزِيْزٌ غَفُوْرٌ ﴿۲۸﴾

الله کان سندس ٻانهن مان اهي ئي ڊڄنه آهن جيڪي علم وارا آهن وٰ٤٦ بيشڪ الله عزت وارو بخشڻهار آهي .

اِنَّ الَّذِيْنَ يَتْلُوْنَ كِتٰبَ اللّٰهِ وَاَقَامُوا الصَّلٰوةَ وَاَنْفَقُوْا مِمَّا

بيشڪ اهي جيڪي الله جو ڪتاب پڙهن ٿا ۽ نماز قائم رکن ٿا ۽ اسان جي ڏني مان ڪجھ اسان جي واٽ ۾

رَزَقْنٰهُمْ سِرًّا وَّعَلَانِيَةً يَّرْجُوْنَ تِجَارَةً لَّنْ تَبُوْرَ ﴿۲۹﴾ لِيُوَفِّيَهُمْ

خرچ ڪندا آهن لڪل ۽ ظاهر اهي اهڙي واپار جا اميد وار آهن وٰ٤٧ . جنهن ۾ نقصان هرگز نه آهي جيئن

اُجُوْرَهُمْ وَيَزِيْدَهُمْ مِّنْ فَضْلِهٖ ؕ اِنَّهٗ غَفُوْرٌ شَكُوْرٌ ﴿۳۰﴾ وَالَّذِيْٓ

انهن جا ثواب انهن کي پورا ڏئي ۽ پنهنجي فضل سان اڃان به وڌيڪ ڏئي بيشڪ اهو بخشڻهار قدر فرمائڻ وارو آهي . ۽ اهو ڪتاب

اَوْحَيْنَآ اِلَيْكَ مِنَ الْكِتٰبِ هُوَ الْحَقُّ مُصَدِّقًا لِّمَا بَيْنَ يَدَيْهِ ؕ

جيڪو اسان تنهنجي طرف موڪليو وحي ڪري وٰ٤٨ سو حق آهي پاڻ کان اڳين ڪتابن جي تصديق فرمائيندڙ

اِنَّ اللّٰهَ بِعِبَادِهٖ لَخَبِيْرٌۢ بَصِيْرٌ ﴿۳۱﴾ ثُمَّ اَوْرَثْنَا الْكِتٰبَ الَّذِيْنَ

بيشڪ الله پنهنجي ٻانهن کان باخبر ۽ ڏسڻ وارو آهي وٰ٤٩ پوءِ اسان وارث ڪيو ڪتاب جو پنهنجي

اصْطَفَيْنَا مِنْ عِبَادِنَا ۚ فَمِنْهُمْ ظَالِمٌ لِّنَفْسِهٖ ۚ وَمِنْهُمْ مُّقْتَصِدٌ ۚ

چونڊيل ٻانهن کي وٰ٥٠ پوءِ انهن مان ڪو پنهنجي جان تي ظلم ڪري ٿو ۽ انهن مان ڪو وچٿري چال تي آهي

وَمِنْهُمْ سَابِقٌۢ بِالْخَيْرٰتِ بِاِذْنِ اللّٰهِ ؕ ذٰلِكَ هُوَ الْفَضْلُ الْكَبِيْرُ ﴿۳۲﴾ ؕ

۽ انهن مان ڪو اهو آهي جيڪو الله جي حڪم سان ڀلاين ۾ ڳوءِ کڻي ويو وٰ٥١ اهوئي وڏو فضل آهي.

جَنّٰتُ عَدْنٍ يَّدْخُلُوْنَهَا يُحَلَّوْنَ فِيْهَا مِنْ اَسَاوِرَ مِنْ ذَهَبٍ وَّ

رهائش جي باغن ۾ داخل ٿيندا اهي وٰ٥٢ ان ۾ سونا ڪنگڻ ۽ موتي پهرايا ويندا

وٰ٤٣ برسات نازل ڪيائين .

وٰ٤٤ ساوا، ڳاڙها، پيلا وغيره قسم قسم جا ذائقا، صوف، انجير، انگور ۽ ڪارڪون وغيره بيشمار.

وٰ٤٥ جيئن ميون ۽ جبلن ۾ . هتي الله تعالیٰ پنهنجون آيتون، پنهنجي قدرت جا نشان ۽ ڪاريگري جا آثار، جن سان ان جي ذات ۽ صفات تي دليل ورتو وڃي ٿو ذڪر ڪيا، ان کان پوءِ فرمايائين .

وٰ٤٦ ۽ ان جي صفات کي ڄاڻن ٿا ۽ ان جي عظمت کي سڃاڻن ٿا، جيترو علم زياده اوترو خوف گهڻو. حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته مراد هيءَ آهي ته مخلوق ۾ الله تعالیٰ جو خوف ان کي آهي، جيڪو الله تعالیٰ جي جبروت ۽ ان جي عزت ۽ شان کان باخبر آهي. بخاري ۽ مسلم شريف جي حديث ۾ آهي، محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم جن فرمايو ته قسم الله عز وجل جو ته مان الله تعالیٰ کي سڀني کان وڌيڪ ڄاڻڻ وارو آهيان ۽ سڀني کان زياده ان جو خوف رکڻ وارو آهيان .

وٰ٤٧ يعني ثواب جا.

وٰ٤٨ يعني قرآن مجيد .

وٰ٤٩ ۽ انهن جي ظاهر ۽ باطن جو ڄاڻڻ وارو .

وٰ٥٠ يعني محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم جن جي امت کي هي ڪتاب عطا فرمايو، جن کي سمورين امتن تي فضيلت ڏني ۽ محبوب سيد الانبياءَ صلی الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم جن جي غلامي ۽ نيازمندي جي ڪرامت ۽ شرافت سان مشرف فرمايو. هن امت جا ماڻهو مختلف درجا ۽ مرتبا رکن ٿا.

وٰ٥١ حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته سبقت وٺي وڃڻ وارو مؤمن مخلص آهي ۽ مقتصد يعني وچٿرو هلڻ وارو اهو جنهن جا عمل رياءَ کان هجن ۽ ظالم مان مراد هتي اهو آهي، جيڪو الله تعالیٰ جي نعمت جو منڪر ته نه هجي، پر شڪر بجا نه آڻي. حديث شريف ۾ آهي ته محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم جن فرمايو ته اسان جو سابق ته سابق ئي آهي ۽ مقتصد ڇوٽڪاري وارو ۽ ظالم بخشيل. هڪ ٻي حديث شريف ۾ آهي ته حضور اقدس صلی الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم جن فرمايو ته نيڪين ۾ اڳرائي ڪرڻ وارو جنت ۾ حساب کان سواءِ داخل ٿيندو ۽ مقتصد سان حساب ۾ آساني ڪئي ويندي ۽ ظالم حساب جي جاءِ ۾ روڪيو ويندو ۽ ان کي پريشاني پيش ايندي، پوءِ جنت ۾ داخل ڪيو ويندو . ام المؤمنين حضرت عائشه صديقه رضی الله تعالیٰ عنها فرمايو ته سابق رسالت جي زماني جا اهي مخلص آهن، جن جي لاءِ محبوب رسول ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم جن جنت جي خوشخبري ڏني ۽ مقتصد اهي صحابه ڪرام آهن، جيڪي پاڻ سڳورن جي طريقي تي عامل رهيا ۽ ظالم لنفسه اسان توهان جهڙا ماڻهو آهن. هيءَ ڪمال انڪساري هئي حضرت ام المؤمنين عائشه صديقه رضی الله تعالیٰ عنها جي، جو پنهنجو پاڻ کي ٽئين طبقي ۾ شمار فرمايائين، ان جلالت منزلت ۽ رفعت درجت جي باوجود جيڪا الله تعالیٰ کين عطا فرمائي هئي ۽ هن جي تفسير ۾ ٻيا به گهڻا قول آهن، جيڪي تفسير ۾ تفصيل سان ذڪر ٿيل آهن. وٰ٥٢ ٿئي ٿو لا .

لُؤْلُؤًا ۚ وَلِبَاسُهُمْ فِيهَا حَرِيرٌ ﴿٣٣﴾ وَقَالُوا الْحَمْدُ لِلَّهِ الَّذِي أَذْهَبَ

۽ اتي انهن جي پوشاڪ ريشمي آهي. ۽ چوندا اسمورِيون خوبيون الله جي واسطي جنهن اسان ڪان

عَنَّا الْحَزَنَ ۖ إِنَّ رَبَّنَا لَغَفُورٌ شَكُورٌ ﴿٣٤﴾ الَّذِي أَحَلَّنَا دَارَ الْمُقَامَةِ

غم تاريو ف٨٣ بيشڪ اسان جو رب بخشڻهار قدر فرمائڻ وارو آهي ف٨٤ اهو جنهن اسان کي آرام جي جاءِ تي لاٿو

مِنْ فَضْلِهِ لَا يَمَسُّنَا فِيهَا نَصَبٌ وَلَا يَمَسُّنَا فِيهَا لُغُوبٌ ﴿٣٥﴾

پنهنجي فضل سان اسان کي ان ۾ نه تہ ڪا تڪليف پهچي نه ٿي ڪا ٿڪاوٽ ان ۾ رسي.

وَالَّذِينَ كَفَرُوا لَهُمْ نَارُ جَهَنَّمَ لَا يُقْضَىٰ عَلَيْهِمْ فَيَمُوتُوا وَ

۽ جن ڪفر ڪيو انهن جي واسطي جهنم جي باهہ آهي نہ انهن تي قضا اچي جو مري وڃن ف٨٥ ۽ نہ ئي انهن تي

لَا يُخَفَّفُ عَنْهُمْ مِنْ عَذَابِهَا ۚ كَذَٰلِكَ نَجْزِي كُلَّ كَفُورٍ ﴿٣٦﴾ وَهُمْ

ان جو ف٨٦ عذاب ڪجھ هلڪو ڪيو وڃي اسان ائين ئي سزا ڏيندا آهيون هر وڏي ناشڪر کي. ۽ اهي

يَصْطَرِخُونَ فِيهَا رَبَّنَا أَخْرِجْنَا نَعْمَلْ صَالِحًا غَيْرَ الَّذِي كُنَّا

ان ۾ رڙيون ڪندا هوندا ف٨٧ اي اسان جا رب اسان کي ڪڍ ف٨٨ جو اسان چڱا ڪم ڪريون ان جي خلاف جيڪي

نَعْمَلُ ۚ أَوَلَمْ نُعَمِّرْكُمْ مَا يَتَذَكَّرُ فِيهِ مَنْ تَذَكَّرَ وَجَاءَكُمُ النَّذِيرُ ۖ

اڳي ڪندا هئاسي ف٨٩ ڇا اسان اوهان کي ايتري زندگي نه ڏني هئي جنهن ۾ سمجھي وٺي ها جنهن کي سمجھڻو هجي ها ۽ ڊيڄاريندڙ ف٩٠

فَذُوقُوا فَمَا لِلظَّالِمِينَ مِنْ نَصِيرٍ ﴿٣٧﴾ إِنَّ اللَّهَ عَالِمُ غَيْبِ السَّمَاوَاتِ

توهان وٽ تشريف وٺي آيو هو ف٩١ پوءِ هاڻي چکو ف٩٢ ظالمن جو ڪو بہ مددگار ناهي بيشڪ الله ڄاڻڻ وارو آهي آسمانن ۽ زمين جي هر

وَالْأَرْضِ ۚ إِنَّهُ عَلِيمٌ بِذَاتِ الصُّدُورِ ﴿٣٨﴾ هُوَ الَّذِي جَعَلَكُمْ

لڪل ڳالھ جو بيشڪ اهو دلين جي ڳالھ ڄاڻي ٿو. اهو ئي آهي جنهن توهان کي زمين ۾ اڳين جو

خَلَائِفَ فِي الْأَرْضِ ۚ فَمَنْ كَفَرَ فَعَلَيْهِ كُفْرُهُ ۖ وَلَا يَزِيدُ الْكَافِرِينَ

جاءِ نشين ڪيو ف٩٣ پوءِ جيڪو ڪفر ڪري ف٩٤ تہ ان جي ڪفر جو وبال انهيءَ تي آهي ف٩٥ ۽ ڪافرن کي انهن جو ڪفر سندن رب وٽ

كُفْرُهُمْ عِنْدَ رَبِّهِمْ إِلَّا مَقْتًا ۖ وَلَا يَزِيدُ الْكَافِرِينَ كُفْرُهُمْ إِلَّا

زياده نہ ڪندو مگر بيزاري ف٩٦ ۽ ڪافرن کي سندن ڪفر نہ وڌائيندو مگر نقصان

خَسَارًا ﴿٣٩﴾ قُلْ أَرَأَيْتُمْ شُرَكَاءَكُمُ الَّذِينَ تَدْعُونَ مِنْ دُونِ اللَّهِ

ف٩٧. تون فرماءِ ڀلا ٻڌايو تہ پنهنجا اهي شريڪ ف٩٨ جن جي الله کان سواءِ پوڄا ڪندا آهيو مون کي ڏيکاريو

ع ١١ ١٦

ف٨٣ ان غم مان مُراد يا دوزخ جو غم آهي يا موت جو يا گناهن جو يا طاعتن جي مقبول نہ ٿيڻ جو يا قيامت جي گهبراهٽ جو. مطلب تہ انهن کي ڪو غم نہ هوندو ۽ اهي ان تي الله تعالیٰ جو حمد ڪندا. ف٨٤ جو گناهن کي بخشي ٿو ۽ طاعتون قبول فرمائي ٿو. ف٨٥ ۽ مري ڪري عذاب کان ڇُٽي سگهن. ف٨٦ يعني جهنم جو. ف٨٧ يعني جهنم ۾ رڙيون ۽ فرياد ڪندا هوندا تہ. ف٨٨ يعني دوزخ مان ڪڍ ۽ دُنيا ۾ موڪل. ف٨٩ يعني اسان ڪُفر جي بجاءِ ايمان آڻيون ۽ معصيت ۽ نافرماني جي بجاءِ تنهنجي اطاعت ۽ فرمانبرداري ڪريون. ان تي انهن کي جواب ڏنو ويندو. ف٩٠ يعني محبوب رسول اڪرم سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآلہٖ وسلم. ف٩١ توهان ان محبوب محترم رسول ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآلہٖ وسلم جن جي دعوت قبول نہ ڪئي ۽ سندن اطاعت ۽ فرمانبرداري بجا نہ آندي. ف٩٢ عذاب جو مزو. ف٩٣ ۽ انهن جي ملڪيتن ۽ مقبوضات جو مالڪ ۽ متصرف بنايائين ۽ انهن جا نفعا توهان جي لاءِ مباح ڪيائين تہ جيئن توهان ايمان ۽ طاعت اختيار ڪري شڪرگذاري ڪريو. ف٩٤ ۽ انهن نعمتن تي شڪر الاهي بجا نہ آڻي. ف٩٥ يعني پنهنجي ڪفر جو وبال انهيءَ کي برداشت ڪرڻو پوندو. ف٩٦ يعني الله تعالیٰ جو غضب. ف٩٧ آخرت ۾. ف٩٨ يعني بُت.

أَرُونِي مَاذَا خَلَقُوا مِنَ الْأَرْضِ أَمْ لَهُمْ شِرْكٌ فِي السَّمٰوٰتِ أَمْ

انهن زمين مان ڪهڙو حصو خلقيو يا آسمان ۾ انهن جو ڪجهه حصو آهي ف٩٩ يا اسان انهن کي

اٰتَيْنٰهُمْ كِتٰبًا فَهُمْ عَلٰى بَيِّنَتٍ مِّنْهُ ۚ بَلْ إِنْ يَّعِدُ الظّٰلِمُوْنَ بَعْضُهُمْ

ڪو ڪتاب ڏنو جو اهي ان جي روشن دليلن تي آهن ف١٠٠ بلڪ ظالم پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان واعدو نه ٿا ڪندا آهن

بَعْضًا إِلَّا غُرُوْرًا ﴿٤٠﴾ إِنَّ اللّٰهَ يُمْسِكُ السَّمٰوٰتِ وَالْأَرْضَ أَنْ تَزُوْلَا ۚ

مگر ٺڳيءَ جو. ف١٠١ بيشڪ الله روڪي رکيو آهي آسمانن ۽ زمين کي لُڏڻ کان ف١٠٢

وَلَئِنْ زَالَتَآ إِنْ أَمْسَكَهُمَا مِنْ أَحَدٍ مِّنْ بَعْدِهٖ ۚ إِنَّهٗ كَانَ حَلِيْمًا

۽ جيڪڏهن اهي هٽي وڃن ته انهن کي ڪير روڪي الله کان سواءِ بيشڪ اهو حلم وارو بخشڻهار

غَفُوْرًا ﴿٤١﴾ وَأَقْسَمُوْا بِاللّٰهِ جَهْدَ أَيْمٰنِهِمْ لَئِنْ جَآءَهُمْ نَذِيْرٌ

آهي ۽ الله جو قسم کنيو انهن، پنهنجي قسمن ۾ انتهائي تاڪيد سان جو جيڪڏهن انهن وٽ ڪو ڊيڄاريندڙ آيو

لَّيَكُوْنُنَّ أَهْدٰى مِنْ إِحْدَى الْأُمَمِ ۚ فَلَمَّا جَآءَهُمْ نَذِيْرٌ مَّا زَادَهُمْ

ته اهي ضرور ڪنهن نه ڪنهن ٽولي کان وڌيڪ سڌي واٽ تي هوندا ف١٠٣ پوءِ جڏهن وٽن ڊيڄاريندڙ تشريف

إِلَّا نُفُوْرًا ﴿٤٢﴾ اسْتِكْبَارًا فِي الْأَرْضِ وَمَكْرَ السَّيِّئِ ۚ وَلَا يَحِيْقُ الْمَكْرُ

وٺي آيو ف١٠٤ ته ان نه وڌايو انهن ۾ مگر نفرت ف١٠٥ ۽ زمين ۾ وڏائي ڪرڻ ۽ بري سازش کي ف١٠٦ ۽ بري سازش نه پوندي آهي

السَّيِّئُ إِلَّا بِأَهْلِهٖ ۚ فَهَلْ يَنْظُرُوْنَ إِلَّا سُنَّتَ الْأَوَّلِيْنَ ۚ فَلَنْ تَجِدَ

مگر سازش واري تي ف١٠٧ پوءِ ڪهڙي انتظار ۾ آهن مگر انهي جي جيڪو اڳين جو دستور رهيو ف١٠٨ پوءِ تون الله جي دستور کي

لِسُنَّتِ اللّٰهِ تَبْدِيْلًا ۚ وَلَنْ تَجِدَ لِسُنَّتِ اللّٰهِ تَحْوِيْلًا ﴿٤٣﴾ أَوَلَمْ يَسِيْرُوْا

بدلبو هرگز نه ڏسندين ۽ الله جي قانون کي ٽرڻ وارو هرگز نه ڏسندين. ڇا انهن زمين ۾ سفر نه ڪيو

فِي الْأَرْضِ فَيَنْظُرُوْا كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ وَكَانُوْٓا

جو ڏسن ته انهن کان اڳين جو ڪهڙو انجام ٿيو ف١٠٩ ۽ اهي هئا ان کان

أَشَدَّ مِنْهُمْ قُوَّةً ۚ وَمَا كَانَ اللّٰهُ لِيُعْجِزَهٗ مِنْ شَيْءٍ فِي السَّمٰوٰتِ

طاقت ۾ ٻه گهڻو وڌيڪ هئا ف١١٠ ۽ الله اهو نه آهي جنهن جي قابو کان نڪري سگهي ڪا به شيءِ آسمانن ۾ ۽

وَلَا فِي الْأَرْضِ ۚ إِنَّهٗ كَانَ عَلِيْمًا قَدِيْرًا ﴿٤٤﴾ وَلَوْ يُؤَاخِذُ اللّٰهُ النَّاسَ

زمين ۾، بيشڪ اهو علم ۽ قدرت وارو آهي ۽ جيڪڏهن الله ماڻهن کي انهن جي ڪمن تي پڪڙي



ف٩٩ جو آسمان جي بناوت ۾ انهن کي ڪجهه دخل هجي. ڪهڙي سبب کان انهن کي عبادت جو حقدار قرار ڏيو ٿا.

ف١٠٠ انهن مان ڪا به ڳالهه نه آهي.

ف١٠١ جو انهن ۾ جيڪي گمراهه ڪرڻ وارا آهن، سي پنهنجن تابعدارن کي ڌوڪو ڏين ٿا ۽ ٻُتن جي طرف کان انهن کي باطل اميدون ڏيارن ٿا.

ف١٠٢ ورنه آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ شرڪ جهڙي معصيت هجي ته پوءِ آسمان ۽ زمين ڪيئن قائم رهن.

ف١٠٣ محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه و آله وسلم جن جي بعثت کان اڳ قريشن يهودين ۽ نصرانين کي پنهنجن رسولن کي ڏمڃڻ ۽ انهن کي ڪوڙو چوڻ جي نسبت جڏهن ته الله تعالىٰ انهن تي لعنت ڪري جو انهن وٽ الله تعالىٰ جي طرفان رسول آيا ۽ انهن کين ڪوڙو چيو ۽ نه مڃيو. خدا جو قسم! جيڪڏهن اسان وٽ ڪو رسول اچي ته اسان انهن کان زياده هدايت وارا ٿينداسون ۽ رسول کي مڃڻ ۾ انهن جي بهتر ٽولي تي سبقت ڪري وينداسون.

ف١٠٤ يعني محبوب سيد المرسلين خاتم النبيين حبيب خدا محمد مصطفىٰ احمد مجتبىٰ صلى الله تعالىٰ عليه و آله وسلم جن جي رونق افروزي ۽ جلوه آرائي تي.

ف١٠٥ حق ۽ هدايت کان.

ف١٠٦ بري مڪر مان مراد يا ته شرڪ ۽ ڪفر آهي يا رسول ڪريم محبوب عظيم صلى الله تعالىٰ عليه و آله وسلم جن سان مڪر ۽ فريب ڪرڻ.

ف١٠٧ يعني مڪارن، جيئن ته فريب ڪاري ڪرڻ وارا بدر ۾ مارجي ويا.

ف١٠٨ جو انهن تڪذيب ڪئي ۽ انهن تي عذاب نازل ٿيو.

ف١٠٩ يعني ڇا انهن شام ۽ عراق ۽ يمن جي سفرن ۾ نبين سڳورن جي تڪذيب ڪرڻ وارن جي هلاڪت ۽ برباديءَ ۽ انهن جي عذاب ۽ تباهي جا نشان نه ڏٺا جو انهن مان عبرت حاصل ڪن. ف١١٠ يعني اهي تباهه ٿيل قومون انهن مڪي وارن کان زور ۾ قوت ۾ وڌيڪ هيون ان جي باوجود ايترو به ته نه ڀڄي سگهيون جو اهي عذاب کان ڀڄي ڪٿي پناهه وٺي سگهن.

بِمَا كَسَبُوْا مَا تَرَكَ عَلٰى ظَهْرِهَا مِنْ دَآبَّةٍ وَّلٰكِنْ يُّؤَخِّرُهُمْ اِلٰٓى اَجَلٍ

ف١١١ ته زمين جي پٺيءَ تي ڪا به چرڻ واري شيءِ نه ڇڏي ها پر هڪ مقرر مدت ف١١٢ تائين انهن کي ڍر ڏئي ٿو پوءِ جڏهن

مُّسَمًّى ۚ فَاِذَا جَآءَ اَجَلُهُمْ فَاِنَّ اللّٰهَ كَانَ بِعِبَادِهٖ بَصِيْرًا ﴿٤٥﴾

انهن جي واعدي جو وقت ايندو پوءِ بيشڪ الله پنهنجن ٻانهن جي نگاهه ۾ آهن ف١١٣

سُوْرَةُ يٰسٓ ٣٦ مَكِّيَّةٌ ٤١ — اٰيَاتُهَا ٨٣ — رُكُوْعَاتُهَا ٥

سورة يٰسٓ مڪي آهي هن ۾ ٽياسي آيتون ۽ پنج رڪوع آهن

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١

يٰسٓ ﴿١﴾ وَالْقُرْاٰنِ الْحَكِيْمِ ﴿٢﴾ اِنَّكَ لَمِنَ الْمُرْسَلِيْنَ ﴿٣﴾ عَلٰى

حڪمت واري قرآن جو قسم. بيشڪ تون ف٢ سڌي واٽ تي موڪليل (رسول)

صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ﴿٤﴾ تَنْزِيْلَ الْعَزِيْزِ الرَّحِيْمِ ﴿٥﴾ لِتُنْذِرَ قَوْمًا مَّآ

آهين. ف٣ عزت واري مهربان جو نازل ڪيل جيئن تون ان قوم کي ڊيڄارين

اُنْذِرَ اٰبَآؤُهُمْ فَهُمْ غٰفِلُوْنَ ﴿٦﴾ لَقَدْ حَقَّ الْقَوْلُ عَلٰٓى

جن جي ابن ڏاڏن کي نه ڊيڄاريو ويو هو ف٤ پوءِ اهي بي خبر آهن بيشڪ انهن ۾ گهڻن تي ڳالهه ثابت ٿي چڪي آهي

اَكْثَرِهِمْ فَهُمْ لَا يُؤْمِنُوْنَ ﴿٧﴾ اِنَّا جَعَلْنَا فِيْٓ اَعْنَاقِهِمْ

ف٥ پوءِ اهي ايمان نه آڻيندا ف٦ اسان انهن جي ڳچين ۾ ڳٽ وجهي ڇڏيا آهن جيڪي

اَغْلٰلًا فَهِيَ اِلَى الْاَذْقَانِ فَهُمْ مُّقْمَحُوْنَ ﴿٨﴾ وَجَعَلْنَا مِنْ

ڪاڏين تائين آهن پوءِ اهي مٿي کنيل رهجي ويا ف٧ ۽ اسان انهن جي اڳيان

بَيْنِ اَيْدِيْهِمْ سَدًّا وَّمِنْ خَلْفِهِمْ سَدًّا فَاَغْشَيْنٰهُمْ

ديوار ڪري ڇڏي ۽ انهن جي پٺيان هڪ ٻي ديوار ۽ انهن کي مٿان ڍڪي ڇڏيو سين پوءِ انهن کي ڪجهه

فَهُمْ لَا يُبْصِرُوْنَ ﴿٩﴾ وَسَوَآءٌ عَلَيْهِمْ ءَاَنْذَرْتَهُمْ اَمْ لَمْ

به ڏسڻ ۾ نه ٿو اچي. ف٨ ۽ انهن کي برابر آهي تون انهن کي ڊيڄارين يا نه ڊيڄارين

تُنْذِرْهُمْ لَا يُؤْمِنُوْنَ ﴿١٠﴾ اِنَّمَا تُنْذِرُ مَنِ اتَّبَعَ الذِّكْرَ وَخَشِيَ

اهي ايمان نه آڻيندا. تون فقط انهيءَ کي ڊيڄارين ٿو ف٩ جيڪو نصيحت تي هلي ۽ رحمان کان

ف١١١ يعني انهن جي گناهن تي. ف١١٢ يعني قيامت جي ڏينهن. ف١١٣ انهن کي سندن عملن جي جزا ڏيندو. جيڪي عذاب جا حقدار آهن ، انهن کي عذاب فرمائيندو ۽ جيڪي ڪرم جي لائق آهن ، انهن تي رحم ۽ ڪرم ڪندو. ❊ ❊

ف١ سورة يٰسٓ مڪي آهي ، هن ۾ پنج رڪوع ، ٽياسي آيتون ست سؤ اٺتيهه ڪلما ۽ ٽي هزار حرف آهن. ترمذي جي حديث شريف ۾ آهي ته هر شيءِ جي لاءِ دل آهي ۽ قرآن پاڪ جي دل يٰسٓ سڳوري آهي ۽ جنهن يٰسٓ پڙهي ته الله تعالىٰ ان جي لاءِ ڏهه ڀيرا قرآن پاڪ پڙهڻ جيترو ثواب لکي ٿو. هيءَ حديث غريب آهي ۽ هن جي سند ۾ هڪ راوي مجهول آهي. ابو داؤد جي حديث ۾ آهي ته محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ته پنهنجن مُئلن تي يٰسٓ پڙهو. انهيءَ ڪري موت جي وقت ، ساهه نڪرڻ جي حالت ۾ مرڻ واري وٽ يٰسٓ پڙهي ويندي آهي. ف٢ اي محبوب سيد الانبياء محمد مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم! ف٣ جيڪا منزلِ مقصود کي پهچائڻ واري آهي. هي واٽ توحيد ۽ هدايت جي واٽ آهي. سمورا انبياء سڳورا انهيءَ واٽ تي رهيا آهن. هن آيت ۾ ڪافرن جو رد آهي ، جيڪي حضور محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي چوندا هُئا "لَسْتَ مُرْسَلًا" تون رسول نه آهين. ان کان پوءِ قرآن ڪريم جي نسبت ارشاد فرمايو. ف٤ يعني انهن وٽ ڪو نبي نه پهتو ۽ قريش قوم جو اهو ئي حال آهي جو محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کان اڳ انهن ۾ ڪو رسول نه آيو. ف٥ يعني حڪمِ الاهي ۽ قضاءِ ازلي انهن جي عذاب تي جاري ٿي چڪي آهي ۽ الله تعالىٰ جو ارشاد لَاَمْلَئَنَّ جَهَنَّمَ مِنَ الْجِنَّةِ وَالنَّاسِ اَجْمَعِيْنَ انهن جي حق ۾ ثابت ٿي چڪو آهي ۽ عذاب جو انهن جي لاءِ مقرر ٿي وڃڻ هن ڪري آهي ته اهي ڪفر ۽ انڪار تي پنهنجي اختيار سان ضدي رهڻ وارا آهن. ف٦ هن کان پوءِ انهن جو ڪفر ۾ پختي ٿيڻ جو هڪ مثال ارشاد فرمايائين. ف٧ هي تمثيل آهي انهن جو ڪفر ۾ اهڙي راسخ هجڻ جو ته اهي ڊيڄارڻ ، نصيحت ۽ هدايت جي آيتن مان ڪنهن کان به نفعي وارا نه ٿا ٿي سگهن. جيئن ته اهي شخص جن جي ڪنڌن ۾ ڳٽ پيل هجي جيڪو ڪاڏين تائين پهچي ٿو ۽ ان جي ڪري اهي مٿو جهڪائي نه ٿا سگهن. اهو ئي حال انهن جو آهي ته ڪنهن به طرح انهن کي حق جي طرف واجهائڻ نه ٿو ٿئي ۽ ان جي حضور ۾ ڪنڌ نه ٿا جهڪائن ۽ ڪن مفسرن فرمايو آهي ته هي انهن جي حال جي حقيقت آهي. جهنم ۾ انهن کي اهڙي قسم جو عذاب ڪيو ويندو ، جيئن الله تعالىٰ ٻي آيت ۾ ارشاد فرمايو اِذِ الْاَغْلٰلُ فِيْٓ اَعْنَاقِهِمْ. شان نزول :- هيءَ آيت ابوجهل ۽ ان جي ٻن مخزومي دوستن جي حق ۾ نازل ٿي. ابوجهل قسم کنيو هو ته جيڪڏهن اهو محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي نماز پڙهندي ڏسندو ته پٿر سان مٿو (مبارڪ) ڪچلي ڇڏيندو. جڏهن ان محبوب سائين کي نماز پڙهندي ڏٺو ته پوءِ اهو ئي فاسد ارادي سان هڪ وڏو پٿر کڻي آيو. جڏهن ان پٿر کنيو ته ان جا هٿ ڪنڌ ۾ قابو ٿي ويا ۽ پٿر هٿ کي ورتل جي وڃي ويس. اهو حال ڏسي پنهنجن دوستن ڏانهن ورئيو ۽ کين واقعو ٻڌايائين ، ان تي سندس دوست وليد بن مغيره چيو ته اهو ڪم مان ڪندس. اهڙي طرح اهو خبيث پٿر کڻي آيو ، محبوب سائين نماز پڙهي رهيا هُئا ، جڏهن اهو ويجهو ٿيو ته هن الله تعالىٰ سندس نظر کسي انڌو ڪري ڇڏيو. محبوب سائين جو آواز ته ٻڌي پيو مگر کين ڏسي نه پئي سگهيو. اهو پريشان ٿي پنهنجن يارن ڏانهن ٿڪو ٿي موٽيو مگر اهي به نظر نه آيس. انهن ئي کيس پڪاريو ۽ پڇيائونس ته ڇا ڪيو؟ چوڻ لڳو مان سندن آواز ته ٻڌو مگر اهي مون کي ڏسڻ ۾ نه آيا. هاڻي ابوجهل جي ٽئين دوست دعويٰ ڪئي ته اهو ان ڪم کي انجام ڏيندو ۽ وڏي دعويٰ سان اهو محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي طرف هليو هو ، جو پوئين پيرين بدحواس ٿي ڪري پيو ته اونڌي منهن ڪري پيو. سندس دوستن حال پڇيس ته چوڻ لڳو منهنجو حال تمام سخت آهي. مان هڪ تمام وڏو ڳهوٽ ڏٺم ، جيڪو منهنجي ۽ حضور (صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن) جي وچ ۾ حائل ٿي ويو. لات ۽ عزيٰ جو قسم! جيڪڏهن مان ذري برابر به اڳتي وڌان ها ته مون کي کائي وڃي ها. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي (خازن ۽ جمل). ف٨ هيءَ به تمثيل آهي ته جيئن ڪنهن شخص جي لاءِ ٻنهي طرف پٿرين هجن ۽ هر طرف کان رستو بند ڪيو ويو هجي ، اهو ڪنهن به طرح منزلِ مقصود تائين پهچي نه ٿو سگهي. اِهو ئي حال انهن ڪافرن جو آهي جو انهن تي هر طرف کان ايمان جي واٽ بند آهي ، انهن جي اڳيان دنيا جي غرور جي ڀت آهي ۽ انهن جي پريان آخرت جي تڪذيب جي ۽ اهي جهالت جي قيد خاني ۾ قيد آهن. آيتن ۽ دليلن ۾ نظر ڪرڻ انهن کي حاصل نه آهي. ف٩ يعني توهان جي ڊيڄارڻ ۽ خوف ڏيارڻ سان اهو ئي نفعو حاصل ڪري ٿو.

الرَّحْمٰنَ بِالْغَيْبِ فَبَشِّرْهُ بِمَغْفِرَةٍ وَّاَجْرٍ كَرِيْمٍ ⑪ اِنَّا نَحْنُ

ان ڏٺي ڏنو پوءِ انهيءَ کي خوشخبري ڏي بخشش ۽ عزت واري ثواب جي ف١٠ بيشڪ اسان

نُحْيِ الْمَوْتٰى وَنَكْتُبُ مَا قَدَّمُوْا وَاٰثَارَهُمْ ۣ وَكُلَّ شَيْءٍ

مُئل جيارينداسين ۽ اسين لکي رهيا آهيون جو ڪجھ انهن اڳتي موڪليو ف١١ ۽ جيڪي نشانيون پٺيان ڇڏي ويا ف١٢ ۽ هر شي

اَحْصَيْنٰهُ فِيْٓ اِمَامٍ مُّبِيْنٍ ⑫ وَاضْرِبْ لَهُمْ مَّثَلًا اَصْحٰبَ

اسان ڳڻي ڇڏي آهي هڪ ٻڌائڻ واري ڪتاب ۾ ف١٣ ۽ انهن سان نشانيون بيان ڪري ڇڏ ان شهر وارن جون ف١٤

الْقَرْيَةِ ۘ اِذْ جَآءَهَا الْمُرْسَلُوْنَ ⑬ اِذْ اَرْسَلْنَآ اِلَيْهِمُ اثْنَيْنِ

جڏهن انهن وٽ موڪليل آيا ف١٥ جڏهن اسان انهن جي طرف ٻه موڪليا ف١٦

فَكَذَّبُوْهُمَا فَعَزَّزْنَا بِثَالِثٍ فَقَالُوْٓا اِنَّآ اِلَيْكُمْ مُّرْسَلُوْنَ ⑭ قَالُوْا

پوءِ انهن کي ڪوڙو ڄاتائون ته اسان انهن جي تائيد ڪئي ٽين سان ف١٧ انهن سڀني چيو ته اسان توهان جي طرف موڪليل آهيون (جواب ۾) چيائون

مَآ اَنْتُمْ اِلَّا بَشَرٌ مِّثْلُنَا ۙ وَمَآ اَنْزَلَ الرَّحْمٰنُ مِنْ شَيْءٍ ۙ اِنْ

توهان ته اسان جهڙائي انسان آهيو ۽ رحمٰن ڪجھ به نازل نه ڪيو آهي توهان

اَنْتُمْ اِلَّا تَكْذِبُوْنَ ⑮ قَالُوْا رَبُّنَا يَعْلَمُ اِنَّآ اِلَيْكُمْ لَمُرْسَلُوْنَ ⑯

نه صفا ڪوڙا آهيو. انهن چيو اسان جو رب ڄاڻي ٿو ته بيشڪ ضرور اسان توهان جي طرف موڪليا ويا آهيون

وَمَا عَلَيْنَآ اِلَّا الْبَلٰغُ الْمُبِيْنُ ⑰ قَالُوْٓا اِنَّا تَطَيَّرْنَا بِكُمْ ۚ لَئِنْ لَّمْ

۽ اسان جي ذمي نه آهي مگر صاف پهچائي ڇڏڻ ف١٩ چون ٿا اسان توهان کي منحوس سمجهون ٿا ف٢٠ بيشڪ جيڪڏهن

تَنْتَهُوْا لَنَرْجُمَنَّكُمْ وَلَيَمَسَّنَّكُمْ مِّنَّا عَذَابٌ اَلِيْمٌ ⑱ قَالُوْا طَآئِرُكُمْ

توهان نه مڙيو ف٢١ ته ضرور اسان توهان کي پٿرن سان هڻنداسين ۽ بيشڪ اسان جي هٿان توهان تي تڪليف ڏيندڙ سزا پهچندي. انهن فرمايو

مَّعَكُمْ ۭ اَئِنْ ذُكِّرْتُمْ ۭ بَلْ اَنْتُمْ قَوْمٌ مُّسْرِفُوْنَ ⑲ وَجَآءَ مِنْ

توهان جي نحوست ته توهان سان گڏ آهي ف٢٢ ڇا توهان ان تي ٿا نهو ٿا جو توهان کي نصيحت ڪئي وئي ف٢٣ بلڪ توهان حد کان لنگهندڙ ماڻهو آهيو ف٢٤

اَقْصَا الْمَدِيْنَةِ رَجُلٌ يَّسْعٰى قَالَ يٰقَوْمِ اتَّبِعُوا الْمُرْسَلِيْنَ ⑳ۙ

۽ شهر جي پرئين ڇيڙي کان هڪ مرد ڊوڙندو آيو ف٢٥ چيائين اي منهنجي قوم پيروي ڪريو موڪليلن

اتَّبِعُوْا مَنْ لَّا يَسْـَٔلُكُمْ اَجْرًا وَّهُمْ مُّهْتَدُوْنَ ㉑

جي. اهڙن جي پيروي ڪريو جيڪي توهان کان مزدوري نٿا گهرن ۽ اهي سڌي وات تي آهن ف٢٦

منزل ۵

ف١٠ يعني جنت جي. ف١١ يعني دنيا جي حياتيءَ ۾ جيڪا به نيڪي يا برائي ڪيائون تاڪه ان تي ڪيس بدلو ڏنو وڃي. ف١٢ يعني اسان سندن اُهي نشانيون ۽ طريقا به لکون ٿا جيڪي اهي پنهنجي پويان ڇڏي ويا اهي طريقا چڱا هجن خواه بُرا. جن جيڪي چڱا طريقا ڪيا انهن کي بدعت حسنه چيو ويندو آهي ۽ ان طريقي جي ايجاد ڪندڙن ۽ عمل ڪندڙن ٻنهي کي ثواب ملندو ۽ جن خراب طريقا ڪيا انهن طريقن کي بدعت سيئه چوندا آهن ان طريقي جا ٺاهيندڙ ۽ ان تي عمل ڪندڙ ٻئي گنهگار. مسلم شريف جي حديث ۾ آهي ته حضور سيدِ عالم صلي الله عليه وسلم فرمايو جنهن شخص چڱو طريقو ڪڍيو انکي طريقي ڪڍڻ جو به ثواب ملندو ۽ ان تي عمل ڪندڙن جو ثواب به. بغير ان جي ته عمل ڪندڙن جي ثواب ۾ ڪا گهٽتائي ڪئي وڃي. ۽ جنهن اسلام ۾ برو طريقو ٺاهيو ته ان تي انهي طريقي ڪڍڻ جو به گناه لازم ۽ ان طريقي تي عمل ڪندڙن جو به گناه بغير ان جي ته عمل ڪندڙن جي گناهن ۾ ڪا گهٽتائي ڪئي وڃي. ان مان معلوم ٿيو ته سوين خير جا ڪم مثال فاتحه ۽ ٻارهين، ٽيجهو، چاليهو، عرس، ختم، ذڪر جون محفلون ميلاد ۽ شهادت جي ذڪر جون محفلون جن کي بد مذهب ماڻهو بدعت ۽ ناجائز چوندا آهن ۽ ماڻهن کي انهن نيڪين کان روڪيندا آهن جڏهن ته اهي سمورا جائز، اجر ۽ ثواب جو باعث ڪم آهن انهن کي ناجائز بدعت چوڻ غلط ۽ باطل آهي. اهي نيڪ ڪم جيڪي ذڪر، تلاوت، خيرات ۽ صدقي تي شامل آهن خراب بدعت نٿا ٿي سگهن. خراب بدعت ته اهي ڪم آهن جن سان دين کي نقصان پهچي ۽ جيڪي سنت جي خلاف هجن، جيئن حديث شريف ۾ آيو آهي ته ڪا به قوم ڪا بدعت ڪيدي ٿي ته انجي ڪري هڪ سنت ختم ٿي وڃي ٿي" معلوم ٿيو ته خراب بدعت اها ئي آهي جنهن سان سنت ختم ٿي ويندي هجي، جهڙوڪ رفض، خروج ۽ وهابيت اهي سڀئي انتهائي درجي جي خراب بدعتون آهن. رفض ۽ خروج، جيڪي صحابه ڪرام ۽ اهلِ بيت محبوب رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي دشمني تي ٻڌل آهن، انهن کان صحابه ۽ اهلِ بيت سان محبت ۽ نيازمندي ڪرڻ جي سنت ڪڍي وڃي ٿي، جنهن جا شريعت ۾ تاڪيدي حڪم آهن. وهابيت جو اصل الله تعالىٰ جي مقبول ٻانهن نبين ۽ ولين سڳورن جي حضور ۾ بي ادبي ۽ گستاخي ۽ سڀني مسلمانن کي مُشرڪ قرار ڏيڻ آهي. ان سان دين جي بزرگن جي حرمت، عزت، ادب، تڪريم ۽ مسلمانن سان پيار ۽ محبت جون سنتون ڪڍي وڃن ٿيون، جن جون گهڻيون سخت تاڪيدون آهن ۽ جيڪي دين ۾ تمام ضروري شيون آهن ۽ هن آيت جي تفسير ۾ هي به چيو ويو آهي ته آثار مان مُراد اُهي قدم آهن، جيڪي نمازي مسجد جي طرف هلڻ ۾ رکي ٿو ۽ ان معنيٰ تي آيت جو شانِ نزول هي بيان ڪيو ويو آهي ته بني سلمه مدينه طيبه جي ٻاهران رهندا هُئا. انهن چاهيو ته مسجد شريف جي ويجهو وڃي رهون. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ محبوب سيدِ عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ته توهان جا قدم لکيا وڃن ٿا، توهان مڪان تبديل نه ڪريو، يعني جيترو پري کان ايندءُ اوترائي قدم وڌيڪ پوندا ۽ اجر ۽ ثواب زياده ٿيندو. ف١٣ يعني لوح محفوظ ۾. ف١٤ هن شهر مان مُراد انطاڪيه آهي. هي هڪ وڏو شهر آهي، هن ۾ چشما آهن، ڪيترائي جبل آهن. هڪ سنگين شهر پناه آهي، ٻارهن ميلن جي مفاصلي تي وسيل ٿو. ف١٥ حضرت عيسيٰ عليه السلام جي واقعي جو مختصر بيان هي آهي ته حضرت عيسيٰ عليه الصلوٰة والسلام پنهنجن ٻن حوارين صادق ۽ صدوق کي انطاڪيه موڪليو ته جيئن اتان جي ماڻهن کي، جيڪي بُت پرست هُئا، دين حق جي دعوت ڏين. جڏهن اهي ٻئي شهر جي ويجهو پهتا، انهن هڪ پوڙهي شخص کي ڏٺو، جيڪو ٻڪريون چاري رهيو آهي. ان جو نالو حبيب نجار هو. ان انهن جو حال معلوم ڪيو. انهن چيو ته اسان حضرت عيسيٰ عليه السلام جا موڪليل آهيون، توهان کي دين حق جي دعوت ڏيڻ آيا آهيون، ته جيئن توهان بُت پرستي ڇڏي خدا پرستي اختيار ڪريو. حبيب نجار نشاني طلب ڪئي. انهن چيو ته نشاني هيءَ آهي ته اسان بيمارن کي تندرست، انڌن کي سڄو ۽ ڪوڙهه وارن جو مرض دور ڪريون ٿا. حبيب نجار جو هڪ پٽ ٻن سالن کان بيمار هو. انهن ان تي هٿ ڦيريو ته اهو تندرست ٿي ويو. حبيب ايمان آندو ۽ ان واقعي جي خبر مشهور ٿي وئي ايستائين جو ڪيترن ئي خلق انهن جي هٿان شفا پاتي. اها خبر پهچڻ تي بادشاه انهن کي گهرائي چيو ڇا اسان جي معبودن کان سواءِ ٻيو ڪو معبود به آهي؟ انهن چيو ته هائو، جنهن توکي ۽ تنهنجي معبودن کي پيدا ڪيو. پوءِ ماڻهو انهن جي پٺيان پيا ۽ انهن سان ڏاڍيون ڪيون ۽ قيد ڪري ڇڏيائون. پوءِ حضرت عيسيٰ عليه السلام شمعون کي موڪليو، سو دار ٿي آيو ۽ انهن شهر ۾ داخل ٿيو ۽ بادشاه جي دوستن ۽ مقربن سان رسم ۽ رواج پيدا ڪري بادشاه تائين پهتو ۽ ان تي پنهنجو اثر پيدا ڪري ورتائين. جڏهن ڏٺائين ته بادشاه ان سان گهڻو مانوس ٿي ويو آهي ته هڪ ڏينهن بادشاه سان ذڪر ڪيائين ته ٻه ماڻهو جيڪي قيد ڪيا ويا آهن، ڇا انهن جي ڳالهه ٻڌي وئي هُئي، اهي ڇا چوندا هُئا. بادشاه چيو ته نه. جڏهن انهن نئين دين جو نالو ورتو ته فورًا مون کي غصو آيو. شمعون چيو ته جيڪڏهن بادشاه جي راءِ هجي ته انهن کي سڏايو وڃي. ڏسون ته انهن وٽ ڇا آهي. اهڙيءَ طرح اهي ٻئي گهرايا ويا. شمعون انهن کان معلوم ڪيو ته توهان کي ڪنهن موڪليو آهي؟ چيائون ان الله تعالىٰ، جنهن هر شيءِ کي پيدا ڪيو ۽ هر ساهه واري کي روزي ڏني ۽ جنهن جو ڪو شريڪ نه آهي. شمعون چيو ان جي مختصر صفت بيان ڪريو. انهن چيو ته اهو جيڪي چاهي ٿو ڪري ٿو، جيڪو چاهي ٿو حڪم ڏئي ٿو. شمعون چيو ته توهان جي نشاني ڇا آهي؟ انهن چيو جيڪا بادشاه گهري. بادشاه هڪ انڌي ڇوڪري گهرائي. انهن دُعا گهري ته اهو جلدي سڄو ٿي ويو. شمعون بادشاه کي چيو ته هاڻي مناسب هي آهي ته تون پنهنجن معبودن کي چئو ته اهي به ايئن ڪري ڏيکارين ته جيئن تنهنجي ۽ انهن جي عزت ظاهر ٿئي. بادشاه شمعون کي چيو ته توکان ڪا ڳالهه لڪائڻ جي ڳالهه نه آهي. اسان جو معبود نه ڏسي، نه ٻُڌي، نه ڪجھ بگاڙي سگهي ٿو ۽ نه ئي ڪجھ بڻائي سگهي. پوءِ بادشاه انهن ٻنهي حوارين کي چيو ته جيڪڏهن توهان جي معبود کي مُئل جي جيارڻ جي قدرت هجي ته اسان ان تي ايمان آڻيون. چيائون اسان جو معبود

وَمَا لِيَ لَآ أَعْبُدُ الَّذِي فَطَرَنِي وَإِلَيْهِ تُرْجَعُونَ ﴿٢٢﴾ ءَأَتَّخِذُ

۽ مون کي ڇا ٿيو آهي جو اُن جي بندگي نه ڪريان جنهن مون کي پيدا ڪيو ۽ توهان کي به ان جي طرف موٽڻو آهي. ف٢٧ ڇا الله کان سواءِ

مِنْ دُونِهِ آلِهَةً إِنْ يُرِدْنِ الرَّحْمَٰنُ بِضُرٍّ لَا تُغْنِ عَنِّي

ٻيا خدا ٺاهيان ف٢٨ جو رحمان مون کي جيڪڏهن نقصان پهچائڻ گهري ته انهن جي سفارش مون کي ڪو فائدو نه ڏئي

شَفَاعَتُهُمْ شَيْئًا وَلَا يُنْقِذُونِ ﴿٢٣﴾ إِنِّي إِذًا لَفِي ضَلَالٍ مُبِينٍ ﴿٢٤﴾

۽ نه ئي مون کي بچائي سگهن. بيشڪ تڏهن ته مان کليل گمراهيءَ ۾ آهيان. ف٢٩ بيشڪ مان توهان جي رب تي

إِنِّي آمَنْتُ بِرَبِّكُمْ فَاسْمَعُونِ ﴿٢٥﴾ قِيلَ ادْخُلِ الْجَنَّةَ ۖ قَالَ يَا لَيْتَ

ايمان آندو پوءِ منهنجي ٻُڌو ف٣٠ ان کي فرمايو ويو ته جنت ۾ داخل ٿيءُ ف٣١ چيائين ڪنهن طرح منهنجي قوم

قَوْمِي يَعْلَمُونَ ﴿٢٦﴾ بِمَا غَفَرَ لِي رَبِّي وَجَعَلَنِي مِنَ الْمُكْرَمِينَ ﴿٢٧﴾

ڄاڻي ها جيئن منهنجي رب مون کي بخشيو ۽ مون کي عزت وارن مان ڪيائين ف٣٢ ۽ اسان ان کان پوءِ ان جي قوم

وَمَا أَنْزَلْنَا عَلَىٰ قَوْمِهِ مِنْ بَعْدِهِ مِنْ جُنْدٍ مِنَ السَّمَاءِ وَمَا

تي آسمان کان ڪو لشڪر نه لاٿو. ف٣٣ ۽ نه ئي اسان کي ڪو لشڪر لاهڻو

كُنَّا مُنْزِلِينَ ﴿٢٨﴾ إِنْ كَانَتْ إِلَّا صَيْحَةً وَاحِدَةً فَإِذَا هُمْ خَامِدُونَ ﴿٢٩﴾

هو. اهو ته هڪ ڪڙڪيدار آواز هو بس تڏهن اهي وسامي رهجي ويا. ف٣٤

يَا حَسْرَةً عَلَى الْعِبَادِ ۚ مَا يَأْتِيهِمْ مِنْ رَسُولٍ إِلَّا كَانُوا بِهِ

۽ چيو ويو هاءِ افسوس انهن ٻانهن تي ف٣٥ جڏهن انهن وٽ ڪو رسول اچي ٿو ته ان سان مسخري ٿا

يَسْتَهْزِئُونَ ﴿٣٠﴾ أَلَمْ يَرَوْا كَمْ أَهْلَكْنَا قَبْلَهُمْ مِنَ الْقُرُونِ أَنَّهُمْ

ڪن. ڇا انهن نه ڏٺو ف٣٦ ته اسان انهن کان اڳي ڪيتريون قومون تباهه فرمايون جڏهن جو هاڻي اهي

إِلَيْهِمْ لَا يَرْجِعُونَ ﴿٣١﴾ وَإِنْ كُلٌّ لَمَّا جَمِيعٌ لَدَيْنَا مُحْضَرُونَ ﴿٣٢﴾

هنن ڏانهن موٽڻ وارا نه آهن. ف٣٧ ۽ جيترا به آهن سمورا اسان جي حضور حاضر ڪيا ويندا. ف٣٨ ۽

وَآيَةٌ لَهُمُ الْأَرْضُ الْمَيْتَةُ أَحْيَيْنَاهَا وَأَخْرَجْنَا مِنْهَا حَبًّا فَمِنْهُ

انهن جي واسطي هڪ نشاني مُئل زمين آهي ف٣٩ اسان اها جياري ف٤٠ پوءِ ان مان اناج پيدا ڪيو سي سو انهيءَ مان

يَأْكُلُونَ ﴿٣٣﴾ وَجَعَلْنَا فِيهَا جَنَّاتٍ مِنْ نَخِيلٍ وَأَعْنَابٍ وَفَجَّرْنَا

کائن ٿا. ۽ اسان اُن ۾ ف٤١ باغ بنايا کجين ۽ انگورن جا ۽ اسان ان ۾ ڪجهه



هر شيءِ تي قادر آهي. بادشاهه هڪ ٻهراڙيءَ جو ڇوڪرو گهرايو جنهن کي مُئي ست ڏينهن ٿي ويا هُئا ۽ جسم خراب ٿي ويو هو ۽ بدبوءِ پکڙجي وئي هئي. انهن جي دعا سان الله تعاليٰ ان کي زنده ڪيو ۽ اهو اٿي ويهي رهيو ۽ چوڻ لڳو ته مان مشرڪ مُئو هوس، مون کي جهنم جي ستن وادين ۾ داخل ڪيو ويو، مان توهان کي آگاهه ڪريان ٿو ته جنهن دين تي توهان آهيو سو تمام نقصان ڏيندڙ آهي، ايمان آڻيو ۽ چوڻ لڳو ته آسمان جا دروازا کليا ۽ هڪ حسين جوان مون کي نظر آيو، جيڪو انهن ٽنهي شخصن جي سفارش ڪري ٿو. بادشاهه چيو ڪهڙا ٽي؟ ان چيو ته هڪ شمعون ۽ ٻه هي. بادشاهه کي تعجب ٿيو جڏهن شمعون ڏٺو ته سندس ڳالهه بادشاهه تي اثر ڪري وئي ته ان بادشاهه کي نصيحت ڪئي، اُن ايمان آندو ۽ سندس قوم جي ڪن ماڻهن ايمان آندو ۽ ڪن نه آندو ۽ جن ايمان نه آندو سي عذاب الاهي سان هلاڪ ڪيا ويا. ف١٦ يعني ٻه حواري. وهب چيو ته انهن جا نالا يوحنا ۽ بولس هُئا ۽ ڪعب جو قول آهي ته صادق ۽ صدوق. ف١٧ يعني شمعون سان تقويت ۽ تائيد پهچائي. ف١٨ يعني ٽنهي موڪليلن. ف١٩ واضح دليلن سان ۽ اهو انڌن ۽ بيمارن کي تندرست ڪري ٿو ۽ مُئلن کي زنده ڪري ٿو. ف٢٠ جڏهن کان توهان آيا آهيو، برسات ئي نه پئي. ف٢١ پنهنجي دين جي تبليغ کان. ف٢٢ يعني توهان جو ڪفر. ف٢٣ ۽ توهان کي اسلام جي دعوت ڏني وئي. ف٢٤ گمراهي ۽ سرڪشي ۾ ۽ هيءَ وڏي بدبختي آهي.

ف٢٥ يعني حبيب نجار جيڪو جبل جي غار ۾ عبادت الاهي ۾ مصروف هو. جڏهن اُن ٻڌو ته قوم انهن موڪليلن جي تڪذيب ڪئي.

ف٢٦ حبيب نجار جي اها گفتگو ٻڌي قوم چيو ته ڇا تون انهن جي دين تي آهين؟ تون انهن جي معبود تي ايمان آڻين ٿو؟ ان جي جواب ۾ حبيب نجار چيو. ف٢٧ يعني هستيءَ جي شروعات کان، جنهن جون اسان تي نعمتون آهن ۽ آخرڪار انهيءَ جي طرف رجوع ڪرڻو آهي، ان حقيقي مالڪ جي عبادت نه ڪرڻ جا معنيٰ ۽ ان جي نسبت اعتراض ڪهڙو؟ هر شخص پنهنجي وجود تي نظر ڪري ان جي نعمت، حق ۽ احسان کي سڃاڻي سگهي ٿو. ف٢٨ يعني ڇا بتن کي معبود بنايان. ف٢٩ جڏهن حبيب نجار پنهنجي قوم کي اهڙي نصيحت ۾ پيو ڪلام چيو ته اهي ماڻهو مٿس يڪدم ٽُٽي پيا ۽ مٿس پٿراءُ شروع ڪيائون ۽ پيرن کان لتاڙيائون ايستائين جو کيس قتل ڪري ڇڏيائون. سندس قبر انطاڪيه ۾ آهي. جڏهن قوم ان تي حملو ڪيو ته ان حضرت عيسيٰ عليه السلام جي موڪليل ماڻهن کي تمام جلدي ڪري هي چيو. ف٣٠ يعني منهنجي ايمان جا شاهد رهو. جڏهن اهو قتل ٿي چڪو ته پوءِ اڪرام جي طريقي سان. ف٣١ جڏهن اهو جنت ۾ داخل ٿيو ۽ اتان جون نعمتون ڏٺائين. ف٣٢ حبيب نجار هيءَ تمنا ڪئي ته سندس قوم کي معلوم ٿي وڃي ته الله تعاليٰ حبيب جي بخشش ڪئي ۽ اڪرام فرمايائينس ته جيئن قوم کي مرسلين جي دين جي طرف رغبت ٿئي.

جڏهن حبيب قتل ڪيو ويو ته الله رب العزت جو ان قوم تي غضب ٿيو ۽ انهن جي عقوبت ۽ سزا ۾ دير نه فرمائي وئي. حضرت جبرائيل کي حڪم ٿيو ۽ ان جي هڪ ئي خوفناڪ آواز سان سڀ مري ويا. جهڙيءَ طرح ارشاد فرمايو ويو ٿو. ف٣٣ ان قوم جي هلاڪت جي لاءِ. ف٣٤ فنا ٿي ويا، جيئن باهه وسامي وڃي ٿي. ف٣٥ انهن تي ۽ انهن جي مثل ۽ سڀني تي ۽ جيڪي رسولن جي تڪذيب ڪري هلاڪ ٿيا. ف٣٦ يعني مڪي وارن جيڪي محبوب نبي ڪريم صلى الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي تڪذيب ڪن ٿا. ف٣٧ يعني دنيا جي طرف موٽڻ وارا نه آهن، ڇا هي ماڻهو انهن جي حال کان عبرت حاصل نه ٿا ڪن. ف٣٨ يعني سموريون امتون قيامت جي ڏينهن اسان جي حضور موقف ۾ حساب جي لاءِ حاضر ڪيون وينديون. ف٣٩ جيڪا ان تي دلالت ڪري ٿي ته الله تعاليٰ مُئل زنده فرمائيندو. ف٤٠ پاڻي وسائي ڪري. ف٤١ يعني زمين ۾

وَفَجَّرْنَا فِيهَا مِنَ الْعُيُونِ ﴿٣٤﴾ لِيَأْكُلُوا مِن ثَمَرِهِ وَمَا عَمِلَتْهُ أَيْدِيهِمْ

چشما وھايا. جيئن ان جي ميون مان کائن ۽ جن کي انهن جي هٿن نه ٺاهيو آهي

أَفَلَا يَشْكُرُونَ ﴿٣٥﴾ سُبْحَانَ الَّذِي خَلَقَ الْأَزْوَاجَ كُلَّهَا مِمَّا تُنبِتُ

ڇا پوءِ به حق نه ٿا مڃين. و٤٢ پاڪائي آهي ان جي جنهن سمورا جوڙا بنايا و٤٣ انهن شين مان جيڪي زمين ڄمائيندي

الْأَرْضُ وَمِنْ أَنفُسِهِمْ وَمِمَّا لَا يَعْلَمُونَ ﴿٣٦﴾ وَآيَةٌ لَّهُمُ اللَّيْلُ نَسْلَخُ

آهي و٤٤ ۽ خود انهن مان و٤٥ ۽ انهن شين مان جن جي انهن کي خبر نه آهي. و٤٦ ۽ انهن جي واسطي هڪ نشاني و٤٧

مِنْهُ النَّهَارَ فَإِذَا هُم مُّظْلِمُونَ ﴿٣٧﴾ وَالشَّمْسُ تَجْرِي لِمُسْتَقَرٍّ لَّهَا

رات آهي اسان ان مان ڏينهن کي ڪڍي وٺندا آهيون و٤٨ ته هو اهي اونداهي ۾ آهن. ۽ سج هلي ٿو پنهنجي هڪ منزل لاءِ و٤٩

ذَٰلِكَ تَقْدِيرُ الْعَزِيزِ الْعَلِيمِ ﴿٣٨﴾ وَالْقَمَرَ قَدَّرْنَاهُ مَنَازِلَ حَتَّىٰ

هي حڪم آهي زبردست علم واري جو. و٥٠ ۽ چنڊ جي واسطي اسان منزلون مقرر ڪيون آهن و٥١ ايستائين جو ٿي ويو

عَادَ كَالْعُرْجُونِ الْقَدِيمِ ﴿٣٩﴾ لَا الشَّمْسُ يَنبَغِي لَهَا أَن تُدْرِكَ الْقَمَرَ

کجي جي پراڻي ڏنگي ٽاري وانگر و٥٢. سج کي مجال نه آهي جو چنڊ کي پڪڙي و٥٣ ۽ نه رات

وَلَا اللَّيْلُ سَابِقُ النَّهَارِ ۚ وَكُلٌّ فِي فَلَكٍ يَسْبَحُونَ ﴿٤٠﴾ وَآيَةٌ لَّهُمْ

ڏينهن تي اڳرائي ڪري و٥٤ ۽ هر هڪ، هڪ دائري ۾ ترندو رهيو آهي. ۽ انهن جي واسطي هڪ نشاني هيءَ آهي

أَنَّا حَمَلْنَا ذُرِّيَّتَهُمْ فِي الْفُلْكِ الْمَشْحُونِ ﴿٤١﴾ وَخَلَقْنَا لَهُم مِّن مِّثْلِهِ

جو انهن کي سندن بزرگن جي پٺيءَ ۾ اسان ڀريل ٻيڙيءَ ۾ سوار ڪيو و٥٥ ۽ انهن جي واسطي اهڙيون ٻيون ٻيڙيون ٺاهي ڇڏيون

مَا يَرْكَبُونَ ﴿٤٢﴾ وَإِن نَّشَأْ نُغْرِقْهُمْ فَلَا صَرِيخَ لَهُمْ وَلَا هُمْ يُنقَذُونَ ﴿٤٣﴾

جن تي سوار ٿين ٿا. اسان گهرون ته انهن کي ٻوڙي ڇڏيون و٥٦ پوءِ نه ڪو انهن جي فريادرسي ڪرڻ وارو هجي ۽ نه اهي بچايا وڃن.

إِلَّا رَحْمَةً مِّنَّا وَمَتَاعًا إِلَىٰ حِينٍ ﴿٤٤﴾ وَإِذَا قِيلَ لَهُمُ اتَّقُوا مَا

مگر اسان جي طرف کان رحمت ۽ هڪ وقت تائين نفعو وٺڻ لاءِ ڇڏيون ٿا و٥٧. ۽ جڏهن انهن کي فرمايو وڃي ٿو ته ڊڄو توهان ان کان

بَيْنَ أَيْدِيكُمْ وَمَا خَلْفَكُمْ لَعَلَّكُمْ تُرْحَمُونَ ﴿٤٥﴾ وَمَا تَأْتِيهِم مِّنْ

جيڪو توهان جي اڳيان آهي و٥٨ ۽ جيڪو توهان جي پٺيان اچڻ وارو آهي و٥٩ من توهان تي رحم ٿئي. ته منهن موڙين ٿا. ۽ جڏهن به انهن وٽ

آيَةٍ مِّنْ آيَاتِ رَبِّهِمْ إِلَّا كَانُوا عَنْهَا مُعْرِضِينَ ﴿٤٦﴾ وَإِذَا قِيلَ

سندن رب جي نشانين مان ڪا نشاني اچي ٿي ته ان کان منهن ڦيري ڇڏين ٿا. و٦٠ ۽ جڏهن انهن کي فرمايو وڃي

و٤٢ ۽ الله تعالىٰ جي نعمتن جو شڪر بجا نه آڻيندا.

و٤٣ يعني اصناف ۽ اقسام.

و٤٤ اناج ۽ ميوا وغيره.

و٤٥ مذڪر ۽ مؤنث اولاد.

و٤٦ خشڪي ۽ دريا جي عجيب ۽ غريب مخلوقات مان جنهن جي انسان کي خبر به نه آهي.

و٤٧ اسان جي قدرت عظيمه تي دلالت ڪرڻ واري.

و٤٨ پوءِ بالڪل اونداهي رهجي ويندي آهي. جهڙي طرح نيٺ ڪاري حبشي جو لباس لاٿو وڃي ته پوءِ اهو ڪارو ئي ڪارو رهجي ويندو. ان مان معلوم ٿيو ته آسمان ۽ زمين جي وچ واري فضا اصل ۾ اونداهي آهي. سج جي روشني ان جي لاءِ هڪ سفيد لباس وانگر آهي. جڏهن سج لهي وڃي ٿو ته اهو لباس لهي وڃي ٿو ۽ فضا پنهنجي اصلي حالت ۾ اونداهي رهجي وڃي ٿي.

و٤٩ يعني جيستائين ان جي سير جي انتها مقرر فرمائي وئي آهي ۽ اهو قيامت جو ڏينهن آهي، ان وقت تائين اهو هلندو ويندو رهندو يا هيءَ معنىٰ آهي ته اهو پنهنجين منزلن ۾ هلي ٿو ۽ جڏهن سڀني کان پري واري مغرب ۾ پهچي ٿو ته پوءِ ورڻ مڙي ٿو ڇاڪاڻ ته اهو ئي ان جو ٺڪاڻو آهي.

و٥٠ ۽ هيءَ نشاني آهي، جيڪا ان جي ڪامل قدرت ۽ بالغ حڪمت تي دلالت ڪري ٿي.

و٥١ چنڊ جون اٺاويهه منزلون آهن، هر رات هڪ منزل ۾ ٿئي ٿو ۽ پوري منزل طئي ڪري وٺي ٿو، نه گهٽ هلي، نه وڌيڪ. اهڙي ريت جي تاريخ کان ٢٨ تاريخ تائين سموريون منزلون طئي ڪري وٺي ٿو ۽ جيڪڏهن مهينو ٽيهن جو هجي ته ٻه راتيون ۽ جي اٺٽيهن جو ته هڪ رات لڪي ٿو ۽ جڏهن پنهنجي آخري منزل ۾ پهچي ٿو ته پوءِ سنهو ۽ ڪمان وانگر ٿيڙو ۽ زرد ٿي وڃي ٿو.

و٥٢ جيڪا سڪي ڪري سنهي، ٽيڙي ۽ زرد ٿي وئي هجي.

و٥٣ يعني رات ۾ جيڪا ان جي قوت جي ظاهر ٿيڻ وقت جو آهي، ان سان گڏ ٿي ڪري ان جي نور کي مغلوب ڪري، ڇو ته سج ۽ چنڊ مان هر هڪ جي قوت ظاهر ٿيڻ جي لاءِ هڪ وقت مقرر آهي، سج جي لاءِ ڏينهن ۽ چنڊ جي لاءِ رات.

و٥٤ جو ڏينهن جي وقت پوري ٿيڻ کان اڳ اچي وڃي، ائين به نه آهي، بلڪ رات ۽ ڏينهن ٻئي مقرر حساب سان گڏ هلندا اچن ٿا، ڪو به انهن مان پنهنجي وقت کان اڳ نٿو اچي ۽ نيرين يعني سج ۽ چنڊ مان ڪو به ٻئي جي دٻدٻي جي حد ۾ داخل نٿو ٿئي، نه سج رات ۾ چمڪي، نه چنڊ ڏينهن ۾.

و٥٥ جيڪا سامان اسباب وغيره سان ڀريل هئي. مُراد هن مان نوح عليه السلام جي ٻيڙي آهي، جنهن ۾ انهن جا اڳيان ڏاڏا سوار ڪيا ويا هُئا ۽ هي ۽ انهن جون اولادون انهن جي پٺيءَ ۾ هيون. و٥٦ ٻيڙين جي باوجود. و٥٧ جيڪو انهن جي زندگي جي لاءِ مقرر فرمايل آهي. و٥٨ يعني دُنيا جو عذاب. و٥٩ يعني آخرت جو عذاب. و٦٠ يعني انهن جو دستور ۽ طريقو ئي اهو آهي ته اُهي هر آيت ۽ نصيحت کان اعراض يعني منهن موڙين ٿا.

لَهُمْ اَنْفِقُوْا مِمَّا رَزَقَكُمُ اللّٰهُ ۙ قَالَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لِلَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا

الله جي ڏنيءِ مان ڪجهه سندس واٽ ۾ خرچ ڪريو ته ڪافر مسلمانن جي واسطي چون ٿا ته ڇا اسان ان کي

اَنُطْعِمُ مَنْ لَّوْ يَشَآءُ اللّٰهُ اَطْعَمَهٗٓ ۖ اِنْ اَنْتُمْ اِلَّا فِيْ ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ ﴿٤٧﴾

کارايون، جنهن کي الله چاهي ها ته کارائي ها ٦١ توهان ته نه آهيو مگر کلي گمراهي ۾.

وَيَقُوْلُوْنَ مَتٰى هٰذَا الْوَعْدُ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿٤٨﴾ مَا يَنْظُرُوْنَ

۽ چون ٿا ڪڏهن ايندو اهو واعدو ٦٢ جيڪڏهن توهان سچا آهيو. ٦٣ واٽ نه ٿا نهارين

اِلَّا صَيْحَةً وَّاحِدَةً تَاْخُذُهُمْ وَهُمْ يَخِصِّمُوْنَ ﴿٤٩﴾ فَلَا يَسْتَطِيْعُوْنَ

مگر هڪ خوفناڪ آواز جي ٦٤ جو انهن کي پهچندو جڏهن جو اهي دنيا جي جهڳڙي ۾ ڦاٿل هوندا ٦٥ پوءِ نه وصيت ڪري سگهندا

تَوْصِيَةً وَّلَآ اِلٰٓى اَهْلِهِمْ يَرْجِعُوْنَ ﴿٥٠﴾ وَنُفِخَ فِى الصُّوْرِ فَاِذَا هُمْ

نه پنهنجي گهر موٽي ويندا. ٦٦ ۽ صور ڦوڪيو ويندو ٦٧ تڏهن اهي قبرن مان

مِّنَ الْاَجْدَاثِ اِلٰى رَبِّهِمْ يَنْسِلُوْنَ ﴿٥١﴾ قَالُوْا يٰوَيْلَنَا مَنْۢ بَعَثَنَا

٦٨ پنهنجي رب جي طرف ڊوڙندا هلندا. چوندا هاءِ اسان جي بربادي ڪنهن اسان کي ننڊ مان جاڳائي

مِنْ مَّرْقَدِنَا ۜ هٰذَا مَا وَعَدَ الرَّحْمٰنُ وَصَدَقَ الْمُرْسَلُوْنَ ﴿٥٢﴾ اِنْ

ڇڏيو ٦٩ هي آهي اهو جنهن جو رحمان واعدو ڪيو هو ۽ رسولن حق فرمايو ٧٠ اهو نه هوندو مگر

كَانَتْ اِلَّا صَيْحَةً وَّاحِدَةً فَاِذَا هُمْ جَمِيْعٌ لَّدَيْنَا مُحْضَرُوْنَ ﴿٥٣﴾ فَالْيَوْمَ

هڪ ڪڙڪيدار آواز ٧١ تڏهن اهي سموري جا سمورا اسان جي حضور حاضر ٿي ويندا ٧٢. پوءِ اڄ

لَا تُظْلَمُ نَفْسٌ شَيْـًٔا وَّلَا تُجْزَوْنَ اِلَّا مَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ﴿٥٤﴾ اِنَّ اَصْحٰبَ

ڪنهن ساهه تي ڪو به ظلم نه ٿيندو ۽ توهان کي فقط توهان جي عملن جو ئي بدلو ملندو. بيشڪ جنت وارا اڄ

الْجَنَّةِ الْيَوْمَ فِيْ شُغُلٍ فٰكِهُوْنَ ﴿٥٥﴾ ۚ هُمْ وَاَزْوَاجُهُمْ فِيْ ظِلٰلٍ عَلَى

دل وندرائيندڙ آرام ۾ آهن. ٧٣ اهي ۽ سندن بيبيون ڇانون ۾ (شاهي) تختن

الْاَرَآئِكِ مُتَّكِــُٔوْنَ ﴿٥٦﴾ لَهُمْ فِيْهَا فَاكِهَةٌ وَّلَهُمْ مَّا يَدَّعُوْنَ ﴿٥٧﴾ ۚ سَلٰمٌ ۣ

تي ٽيڪ لڳائيندڙ آهن. انهن جي واسطي ان ۾ ميوا آهن ۽ انهن جي واسطي اهو ڪجهه آهي جيڪي گهرندا.

قَوْلًا مِّنْ رَّبٍّ رَّحِيْمٍ ﴿٥٨﴾ وَامْتَازُوا الْيَوْمَ اَيُّهَا الْمُجْرِمُوْنَ ﴿٥٩﴾

انهن تي سلام هوندو مهربان رب جو فرمايل ٧٤ ۽ اڄ جدا ٿي وڃو اي مجرمو. ٧٥

ع ١٨/٣ ٢

وقف لازم — وقف منزل — وقف غفران

ف ٦١ شان نزول: هيءَ آيت قريش جي ڪافرن جي حق ۾ نازل ٿي، جن کي مسلمانن چيو هو ته توهان پنهنجن مالن جو اهو حصو مسڪينن تي خرچ ڪريو، جيڪو توهان پنهنجي ارادي سان الله تعالى جي لاءِ ڪڍيو آهي، ان تي انهن چيو ته ڇا اسان انهن کي کارايون، جن کي الله تعالى کارائڻ چاهي ها ته کارائي ڇڏي ها. مطلب هي هو ته خدا ڪيئي مسڪينن جو محتاج رکڻ منظور هو ته پوءِ انهن کي کائڻ جي لاءِ ڏيڻ ان جي مشيت جي خلاف ٿيندو. هي ڳالهه انهن بخيلي ۽ ڪنجوسي کان مسخري جي طور تي چئي هئي ۽ نهايت باطل هئي، ڇو ته دنيا دارالامتحان آهي. فقيري ۽ اميري ٻئي آزمائشون آهن. فقير جي آزمائش صبر سان ۽ امير جي الله تعالى جي واٽ ۾ خرچ ڪرڻ سان. حضرت ابن عباس رضي الله تعالى عنهما کان روايت ٿيل آهي ته مڪه مڪرمه ۾ زنديق ماڻهو هئا، جڏهن انهن کي چيو ويندو هو ته مسڪينن کي صدقو ڏيو ته چوندا هئا هرگز نه، هي ڪيئن ٿي سگهي ٿو ته جنهن کي الله تعالى محتاج ڪري ۽ اسان کارايون.

ف ٦٢ بعث ۽ قيامت جو.

ف ٦٣ پنهنجي دعوى ۾. انهن جو اهو خطاب محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالى عليه وآله وسلم جن ۽ سندن صحابه ڪرام کي هو. الله تعالى انهن جي حق ۾ فرمائي ٿو.

ف ٦٤ يعني صور جي پهرين ڦوڪ جي، جيڪا حضرت اسرافيل ڦوڪيندو.

ف ٦٥ خريد و فروخت ۽ کائڻ پيئڻ ۾ ۽ بازارن ۽ مجلسن ۾ دنيا جي ڪمن ۾ ته اوچتو قيامت قائم ٿي وينديءَ. حديث شريف ۾ آهي ته محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالى عليه وآله وسلم جن فرمايو ته خريدار ۽ وڪڻندڙ جي وچ ۾ ڪپڙو پکڙيل هوندو ۽ نه سودو پورو ٿيندو ۽ نه ڪپڙو ويڙهي سگهندو ته قيامت قائم ٿي وينديءَ. يعني ماڻهو پنهنجن پنهنجن ڪمن ۾ مشغول هوندا ۽ اهي ڪم ائين ئي اڻپورا رهجي ويندا. نه انهن کي پاڻ پورو ڪري سگهندا. ڪنهن ٻئي کي پوري ڪرڻ جي لاءِ چئي سگهندا ۽ جيڪي گهر کان ٻاهر ويل هوندا اهي واپس نه اچي سگهندا. اهڙي طرح ارشاد ٿئي ٿو.

ف ٦٦ اتي ئي مري ويندا ۽ قيامت فرصت ۽ مهلت نه ڏيندي.

ف ٦٧ ٻئي ڀيري، هيءَ نفخه ثانيه آهي، جيڪا مئلن کي اٿارڻ جي لاءِ هوندي ۽ انهن ٻنهي ڦوڪن جي وچ ۾ چاليهن سالن جو مفاصلو هوندو. ف ٦٨ زنده ٿي ڪري.

ف ٦٩ اهو مقولو ڪافرن جو هوندو. حضرت ابن عباس رضي الله تعالى عنهما فرمايو ته اهي هيءَ ڳالهه هن ڪري چوندا ته الله تعالى ٻن ڦوڪن جي وچ ۾ انهن تان عذاب کڻي ڇڏيندو ۽ ايترو مانڊاهي سمهيا رهندا ۽ نفخه ثانيه کان پوءِ جڏهن اٿاريا ويندا ۽ قيامت جا هول ڏسندا ته ڏهن رڙيون ڪندا ۽ هي به چيو ويو آهي ته جڏهن ڪافر جهنم ۽ ان جو عذاب ڏسندا ته ان جي مقابلي ۾ قبر جو عذاب انهن کي آسان معلوم ٿيندو. ان ڪري اهي ويل ۽ افسوس پڪاريندا ۽ ان وقت چوندا. ف ٧٠ ۽ ان وقت جو اقرار انهن کي ڪو به فائدو نه ڏيندو. ف ٧١ يعني آخري ڦوڪ هڪ هولناڪ آواز هوندو. ف ٧٢ حساب جي لاءِ ۽ پوءِ انهن کي چيو ويندو. ف ٧٣ طرح طرح جون نعمتون ۽ قسم قسم جا سرور الله تعالى جي طرف کان مهماني، جنتي نهرن جي ڪنارن تي بهشتي وڻن جي دلنواز فضا، وجد ۾ آڻيندڙ نغما جنت جي حسينن جو قرب ۽ قسم قسم جي نعمتن سان لطف اندوزي اهي انهن جا شغل هوندا. ف ٧٤ يعني الله عز وجل انهن تي سلام فرمائيندو ۽ ته ڙي واسطي سان يا واسطي کان سواءِ ۽ هيءَ سڀ کان وڏي ۽ پياري مراد آهي. ملائڪ جنتين وٽ هر دروازي کان اچي چوندا ته توهان تي توهان جي رحمت واري رب جو سلام. ف ٧٥ جنهن وقت مؤمن جنت ڏانهن روانا ڪيا ويندا ان وقت ڪافرن کي چيو ويندو ته الڳ ٿي وڃو ۽ مؤمنن کان جدا ٿي وڃو ۽ هڪ قول هي به آهي ته هي حڪم ڪافرن کي ٿيندو ته جدا جدا جهنم ۾ پنهنجي پنهنجي مقام تي وڃن.

اَلَمۡ اَعۡهَدۡ اِلَيۡكُمۡ يٰبَنِيۡۤ اٰدَمَ اَنۡ لَّا تَعۡبُدُوا الشَّيۡطٰنَ ۚ اِنَّهٗ لَكُمۡ عَدُوٌّ

اي آدم جي اولاد ڇا مان توهان کان واعدو نه ورتو هو ف٧٦ ته شيطان جي پوڄا نه ڪندؤ ف٧٧ بيشڪ اهو

مُّبِيۡنٌ ۙ﴿٦٠﴾ وَّاَنِ اعۡبُدُوۡنِيۡ ؕ هٰذَا صِرَاطٌ مُّسۡتَقِيۡمٌ ﴿٦١﴾ وَلَقَدۡ اَضَلَّ

توهان جو کليو دشمن آهي. ۽ منهنجي بندگي ڪجو ف٧٨ اها سڌي وات آهي. ۽ بيشڪ

مِنۡكُمۡ جِبِلًّا كَثِيۡرًا ؕ اَفَلَمۡ تَكُوۡنُوۡا تَعۡقِلُوۡنَ ﴿٦٢﴾ هٰذِهٖ جَهَنَّمُ الَّتِيۡ

ان توهان مان تمام گهڻي خلق کي ڀٽڪايو ڇا توهان کي عقل نه هو. ف٧٩ هيءَ آهي اهو جهنم

كُنۡتُمۡ تُوۡعَدُوۡنَ ﴿٦٣﴾ اِصۡلَوۡهَا الۡيَوۡمَ بِمَا كُنۡتُمۡ تَكۡفُرُوۡنَ ﴿٦٤﴾ اَلۡيَوۡمَ

جنهن جو توهان سان واعدو ڪيو ويندو هو. اڄ ان ۾ داخل ٿيو پنهنجي ڪفر جي بدلي. اڄ اسان

نَخۡتِمُ عَلٰۤى اَفۡوَاهِهِمۡ وَتُكَلِّمُنَاۤ اَيۡدِيۡهِمۡ وَتَشۡهَدُ اَرۡجُلُهُمۡ بِمَا كَانُوۡا

انهن جي وات تي مهر هڻي ڇڏينداسين ف٨٠ ۽ انهن جا هٿ اسان سان ڳالهائيندا ۽ انهن جا پير انهن جي ڪمن جي

يَكۡسِبُوۡنَ ﴿٦٥﴾ وَلَوۡ نَشَآءُ لَطَمَسۡنَا عَلٰۤى اَعۡيُنِهِمۡ فَاسۡتَبَقُوا الصِّرَاطَ

شاهدي ڏيندا ف٨١ ۽ جيڪڏهن اسان گهرون ها ته انهن جون اکيون مٽائي ڇڏيون ها ف٨٢ پوءِ ڊڪي رستي جي طرف وڃن ها

فَاَنّٰى يُبۡصِرُوۡنَ ﴿٦٦﴾ وَلَوۡ نَشَآءُ لَمَسَخۡنٰهُمۡ عَلٰى مَكَانَتِهِمۡ فَمَا اسۡتَطَاعُوۡا

انهن کي ڪجھ نظر نه اچي ها. ف٨٣ ۽ جيڪڏهن اسان گهرون ها ته انهن جو گهرن ويٺي سندن صورتون بدلائي ڇڏيون ها ف٨٤ پوءِ نه اڳتي وڌي سگهن ها

مُضِيًّا وَّلَا يَرۡجِعُوۡنَ ﴿٦٧﴾ وَمَنۡ نُّعَمِّرۡهُ نُنَكِّسۡهُ فِى الۡخَلۡقِ ؕ اَفَلَا

پٺتي موٽي سگهن ها ف٨٥. ۽ جنهن کي اسان وڏي عمر ڏيون ان کي پيدائش ۾ ابتو ڦيري ڇڏيون ف٨٦ پوءِ ڇا ڌا سمجهن

يَعۡقِلُوۡنَ ﴿٦٨﴾ وَمَا عَلَّمۡنٰهُ الشِّعۡرَ وَمَا يَنۡۢبَغِىۡ لَهٗ ؕ اِنۡ هُوَ اِلَّا ذِكۡرٌ وَّ

ف٨٧ . ۽ اسان ان کي شعر چوڻ نه سيکاريو ف٨٨ ۽ نه اهو ان جي شان جي لائق آهي اهو نه آهي مگر نصيحت

قُرۡاٰنٌ مُّبِيۡنٌ ۙ﴿٦٩﴾ لِّيُنۡذِرَ مَنۡ كَانَ حَيًّا وَّيَحِقَّ الۡقَوۡلُ عَلَى

روشن قرآن ف٨٩ جو ان کي ڊيڄاري جيڪو جيئرو هجي ف٩٠ ۽ ڪافرن تي ڳالهه ثابت ٿي وڃي

الۡكٰفِرِيۡنَ ﴿٧٠﴾ اَوَلَمۡ يَرَوۡا اَنَّا خَلَقۡنَا لَهُمۡ مِّمَّا عَمِلَتۡ اَيۡدِيۡنَاۤ اَنۡعَامًا

ف٩١ . ۽ ڇا انهن نه ڏٺو ته اسان پنهنجي هٿ جا بنايل چوپايا انهن جي واسطي پيدا ڪيا پوءِ هي

فَهُمۡ لَهَا مٰلِكُوۡنَ ﴿٧١﴾ وَذَلَّلۡنٰهَا لَهُمۡ فَمِنۡهَا رَكُوۡبُهُمۡ وَمِنۡهَا

انهن جا مالڪ آهن. ۽ انهن کي انهن جي واسطي تابع ڪري ڇڏيو ف٩٢ پوءِ ڪنهن تي سواري ڪن ۽ ڪنهن کي کائن ٿا.



ف٧٦ پنهنجن نبين سڳورن جي معرفت جو. ف٧٧ ان جي فرمانبرداري نه ڪجو ف٧٨ ۽ ڪنهن کي عبادت ۾ منهنجو شريڪ نه ڪجو. ف٧٩ جو توهان ان جي دشمني ۽ گمراهي کي سمجهو ها ۽ جڏهن اهي جهنم جي ويجهو پهچندا ته انهن کي چيو ويندو. ف٨٠ جو اهي ڳالهائي نه سگهن ۽ اهو مهر هڻڻ انهن جي هن چوڻ سان ٿيندو ته اسان مشرڪ نه هئاسون، نه اسان رسولن کي ڪوڙو چيو. ف٨١ انهن جا عضوا ڳالهائڻ لڳندا ۽ جيڪو ڪجهه انهن کان جاري ٿيو آهي، سڀ بيان ڪري ڇڏيندا. ف٨٢ جو نشان به باقي نه رهي ها، اهڙي نموني جو انڌو ڪري ڇڏيون ها. ف٨٣ پر اسان ايئن نه ڪيو ۽ پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان ڏسڻ جي نعمت انهن وٽ باقي رکي سون. پوءِ هاڻي انهن تي حق هي آهي ته اهي شڪرگذاري ڪن، ڪفر نه ڪن. ف٨٤ ۽ ڪين باندر يا سوئر بڻائي ڇڏيون ها. ف٨٥ ۽ سندن ڏوهه ان جا خواهشي هئا، پر اسان پنهنجي رحمت ۽ حڪمت جي اقتضا جي مطابق عذاب ۾ جلدي نه ڪئي سون ۽ انهن جي لاءِ مهلت رکي سون. ف٨٦ جو اهي ننڍپڻ مان ضعف ۽ ڪمزوري جي طرف واپس ٿيڻ لڳا ۽ هر گهڙي ان جون طاقتون، قوتون، جسم ۽ عقل گهٽجڻ لڳا. ف٨٧ ته جيڪو احوال جي تبديل ڪرڻ تي اهڙو قادر هجي جو ننڍپڻ جي ضعف، ڪمزوري ۽ بارائپ جي ناداني کان پوءِ جوانيءَ جون قوتون، توانائي، مضبوط جسم ۽ دانائي عطا فرمائي ٿو ۽ وري پوڙهائپ ۽ آخري عمر ۾ انهيءَ مضبوط قد آور جوان کي ڏٻرو ۽ حقير ڪري ڇڏي ٿو. هاڻي نه اهو جسم باقي آهي، نه قوتون. اٿڻ ويهڻ ۾ مجبوريون سامهون آهن. عقل ڪم نٿو ڪري، ڳالهه ياد نٿي رهي، مٽي مائٽن کي سڃاڻي نٿو سگهي. جنهن پروردگار عالم اها تبديلي ڪئي، اهو قادر آهي ته اکين ڏيڻ کان پوءِ مٽائي ڇڏي ۽ سنين صورتن ڏيڻ کان پوءِ انهن کي مسخ ڪري ڇڏي ۽ موت ڏيڻ کان پوءِ وري جيئرو ڪري ڇڏي. ف٨٨ معنيٰ هي آهي ته اسان ڪين شعر چوڻ جي مهارت نه ڏني يا هي ته قرآن پاڪ شعر جي تعليم نه آهي ۽ شعرن مان ڪوڙو ڪلام مراد آهي توڙي موزون هجي يا غير موزون. هن آيت ۾ اشارو آهي ته حضور پرنور محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي الله تعالىٰ جي طرف کان علم اولين ۽ آخرين تعليم فرمايا ويا، جن سان حقيقتن جو ڪشف ٿئي ٿو ۽ سندن معلومات واقعي ۽ نفس الامري آهن. ڪوڙي شاعري نه، جيڪا حقيقت ۾ جهالت آهي، اهو سندن شان جي لائق نه آهي ۽ سندن دامن تقدس ان کان پاڪ آهي. هن ۾ شعر بمعنيٰ ڪلام موزون جي ڄاڻ ۽ ان جي صحيح، سقيم، جيد ۽ رديءَ کي سڃاڻڻ جي نفي نه آهي، محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي علم ۾ طعني ڪرڻ وارن جي لاءِ هيءَ آيت ڪنهن به طرح سند نٿي ٿي سگهي. الله تعالىٰ محبوب سائين جن کي ڪائنات جا علم عطا فرمايا ان جي انڪار ۾ هن آيت کي پيش ڪرڻ فقط غلط آهي. شان نزول:- قريش جي ڪافرن چيو هو ته (محبوب) محمد (صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم) جن شاعر آهن ۽ جيڪو هي فرمائن ٿا يعني قرآن پاڪ، سو شعر آهي. هن مان انهن جي مراد هيءَ هئي ته (معاذالله) اهو ڪلام ڪوڙو آهي، جيئن ته انهن جو مقولو قرآن ڪريم ۾ نقل فرمايو ويو آهي بَلِ افۡتَرٰىهُ بَلۡ هُوَ شَاعِرٌ. انهيءَ جو هن آيت ۾ رد فرمايو ويو ته اسان پنهنجي حبيب صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي اهڙي ڪوڙي ڳالهائڻ جي مهارت ئي نه ڏني ۽ هي ڪتاب شعرن يعني ڪوڙين ڳالهين تي مشتمل نه آهي. قريش جا ڪافر زبان کان اهڙا بدذات ۽ نظم عروضي کان اهڙا ناواقف هئا جو نثر کي نظم چيئي ويهن ۽ ڪلام پاڪ کي شعر عروضي ٻڌائن ۽ ڪلام جو صرف وزن عروضي تي هجڻ ايئن به نه هو جو ان تي اعتراض ڪيو وڃي. هن مان ثابت ٿيو ته انهن بي دينن جي مراد شعر مان ڪوڙو ڪلام هئي. (مدارڪ، جمل ۽ روح البيان) ۽ حضرت شيخ اڪبر قدس سره هن آيت جي معنيٰ ۾ فرمايو آهي ته معنيٰ هيءَ آهي ته اسان پنهنجي محبوب نبي ڪريم عليه الصلوٰة والسلام جن کي معمّي ۽ اجمال سان خطاب نه فرمايو، جنهن ۾ مراد جي مخفي هئڻ جو احتمال هجي، بلڪ صاف صريح ڪلام فرمايو آهي، جنهن سان سمورا پردا کڄي وڃن ۽ علم روشن ٿي وڃن. جڏهن ته شعر لغز، توريه، رمز ۽ اجمال جو محل ٿئي ٿو. ان ڪري شعر جي نفي فرمائي ڪري ان معنيٰ کي بيان فرمائي ڇڏيائين. ف٨٩ صاف صريح حق ۽ هدايت، ڪٿي اهو پاڪ آسماني ڪتاب سڀني علمن جو جامع ۽ ڪٿي شعر جيئن ڪوڙو ڪلام، چه نسبت خاڪ را با عالم پاڪ. (الڪبريت الاحمر للشيخ الاڪبر). ف٩٠ دل زنده رکندو هجي. ڪلام ۽ خطاب کي سمجهي ۽ اهو مؤمن جو شان آهي. ف٩١ يعني عذاب جي حجت قائم ٿي وڃي ف٩٢ يعني تابع ۽ حڪم هيٺ ڪري ڇڏيو سين.

يَأْكُلُوْنَ ﴿۷۲﴾ وَلَهُمْ فِيْهَا مَنَافِعُ وَمَشَارِبُ ۭ اَفَلَا يَشْكُرُوْنَ ﴿۷۳﴾ وَاتَّخَذُوْا

۽ انهن جي واسطي انهن ۾ کيترائي نفعا ف۹۳ ۽ پيئڻ جون شيون آهن ف۹۴ ڇا پوءِ شڪر نہ ڪندا. ف۹۵ ۽ انهن

مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ اٰلِهَةً لَّعَلَّهُمْ يُنْصَرُوْنَ ﴿۷۴﴾ لَا يَسْتَطِيْعُوْنَ نَصْرَهُمْ

الله کان سواءِ ٻيا خدا اناهي ورتا ف۹۶ جو شايد انهن جي مدد ٿئي. ف۹۷ اهي انهن جي مدد نہ ٿا ڪري سگهن ف۹۸ ۽ اهي

وَهُمْ لَهُمْ جُنْدٌ مُّحْضَرُوْنَ ﴿۷۵﴾ فَلَا يَحْزُنْكَ قَوْلُهُمْ ۘ اِنَّا نَعْلَمُ مَا يُسِرُّوْنَ

سندن لشڪر سمورا گرفتار ٿي حاضر ٿيندا ف۹۹. پوءِ توکي انهن جي ڳالهہ ڏک نہ ٿئي ف۱۰۰ بيشڪ اسان ڄاڻون ٿا جو

وَمَا يُعْلِنُوْنَ ﴿۷۶﴾ اَوَلَمْ يَرَ الْاِنْسَانُ اَنَّا خَلَقْنٰهُ مِنْ نُّطْفَةٍ فَاِذَا هُوَ

ڪجهہ اهي لڪائن ٿا ۽ ظاهر ڪن ٿا ف۱۰۱. ۽ ڇا انسان نہ ڏٺو تہ اسان ان کي پاڻي جي قطري مان بڻايو

خَصِيْمٌ مُّبِيْنٌ ﴿۷۷﴾ وَضَرَبَ لَنَا مَثَلًا وَّنَسِيَ خَلْقَهٗ ۭ قَالَ مَنْ

تڏهن اهو کليل جهڳڙالو آهي. ف۱۰۲ ۽ اسان جي واسطي مثال بيان ڪيائين ف۱۰۳ ۽ پنهنجي پيدائش وساري ويٺو ف۱۰۴ چوڻ لڳو

يُّحْيِ الْعِظَامَ وَهِيَ رَمِيْمٌ ﴿۷۸﴾ قُلْ يُحْيِيْهَا الَّذِيْٓ اَنْشَاَهَآ اَوَّلَ مَرَّةٍ ۭ

اهڙو ڪير آهي جيڪو هڏين کي جياري جڏهن اهي بلڪل ڳري ويون. تون فرماءِ انهن کي اهوئي جياريندو جنهن پهرين ڀيري انهن کي ٺاهيو

وَهُوَ بِكُلِّ خَلْقٍ عَلِيْمُۨ ﴿۷۹﴾ الَّذِيْ جَعَلَ لَكُمْ مِّنَ الشَّجَرِ الْاَخْضَرِ

۽ ان کي هر پيدائش جي خبر آهي. ف۱۰۵ جنهن توهان جي واسطي ساوي وڻ مان

نَارًا فَاِذَآ اَنْتُمْ مِّنْهُ تُوْقِدُوْنَ ﴿۸۰﴾ اَوَلَيْسَ الَّذِيْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ

باهہ پيدا ڪئي تڏهن توهان ان مان باهہ ٻاريندا آهيو. ف۱۰۶ ۽ ڇا اهو جنهن

وَالْاَرْضَ بِقٰدِرٍ عَلٰٓي اَنْ يَّخْلُقَ مِثْلَهُمْ ڲ بَلٰي ۤ وَهُوَ الْخَلّٰقُ الْعَلِيْمُ ﴿۸۱﴾

آسمان ۽ زمين ناهيا انهن جهڙا ٻيا پيدا نہ ڪري سگهي ف۱۰۷ چو نہ ف۱۰۸ ۽ اهوئي آهي تمام وڏو پيدا ڪرڻ وارو

اِنَّمَآ اَمْرُهٗٓ اِذَآ اَرَادَ شَيْـــًٔا اَنْ يَّقُوْلَ لَهٗ كُنْ فَيَكُوْنُ ﴿۸۲﴾ فَسُبْحٰنَ

سڀ ڪجهہ ڄاڻندڙ. ان جو ڪم تہ هيءُ آهي جو جڏهن ڪنهن شيءِ کي چاهي ف۱۰۹ تہ ان کي فرمائي تي وڃ تہ اها فورًا ٿي ويندي آهي

الَّذِيْ بِيَدِهٖ مَلَكُوْتُ كُلِّ شَيْءٍ وَّاِلَيْهِ تُرْجَعُوْنَ ﴿۸۳﴾

ف۱۱۰ پوءِ پاڪائي آهي ان جي جنهن جي هٿ ۾ هر شيءِ جو قبضو آهي ۽ انهي جي طرف موٽايا ويندؤ ف۱۱۱.




سورة صٰفّٰت مکي آهي ۽ هن ۾ هڪ سؤ ٻياسي آيتون ۽ پنج رکوع آهن.

ف۹۳ ۽ فائدا آهن، جو انهن جون کلون، وار ۽ اُن وغيره ڪم ۾ آڻن ٿا. ف۹۴ کير ۽ کير مان ٺهڻ واريون شيون ڏهي ۽ مکڻ وغيره. ف۹۵ الله تعالیٰ جي نعمتن جو. ف۹۶ يعني بُتن کي پوڄڻ لڳا. ف۹۷ ۽ مصيبت جي وقت ڪم اچن ۽ عذاب کان بچائن ۽ ائين ممڪن نہ آهي. ف۹۸ ڇو تہ جماد بي جان، بي قدرت ۽ بي شعور آهن. ف۹۹ يعني ڪافرن سان گڏ بُت بہ گرفتار ڪري حاضر ڪيا ويندا ۽ سڀ جهنم ۾ داخل ٿيندا، بُت بہ ۽ سندن پوڄاري بہ. ف۱۰۰ هي خطاب آهي محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کي. الله تعالیٰ پنهنجي حبيب صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي تسلي فرمائي ٿو تہ ڪافرن جي تڪذيب ۽ انڪار سان ۽ انهن جي ايذائن ۽ تڪليفن کان توهان غمگين نہ ٿيو. ف۱۰۱ اسان کين سندن ڪردار جي جزا ڏينداسون. ف۱۰۲ شانِ نزول: هيءَ آيت عاص بن وائل يا ابو جهل ۽ مشهور قول مطابق ابي بن خلف جمحي جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪو بعث جي انڪار ۾ يعني مرڻ کان پوءِ اٿڻ جي انڪار ۾ محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن سان بحث ۽ تڪرار ڪرڻ آيو هو. ان جي هٿ ۾ هڪ ڳريل هڏي هُئي، تنهن کي ڀڃي ڀڃي ۽ ورتيه و وکيري پيو ۽ محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کي چوندو ويو تہ ڇا! توهان جو خيال آهي تہ هن هڏيءَ کي، مٽي ٿي وڃڻ يا ذرو ذرو ٿي وڃڻ کان پوءِ بہ الله تعالیٰ زنده ڪندو؟ حضور محبوب عليه الصلوٰة والسلام جن فرمايو تہ ها توءِ ۽ توکي بہ مرڻ کان پوءِ اٿاريندو ۽ جهنم ۾ داخل فرمائيندو. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ ان جي جهالت جو اظهار فرمايو ويو تہ ڳريل هڏي جو ذرو ذرو ٿي وڃڻ کان پوءِ الله تعالیٰ جي قدرت سان زندگي قبول ڪرڻ پنهنجي ناداني جي ڪري ناممڪن سمجهي ٿو. ڪيترو نہ بيوقوف آهي! پنهنجو پاڻ کي نٿو ڏسي جو شروعات ۾ هڪ گند ونطفو هو، ڳريل هڏي کان بہ زياده حقير الله تعالیٰ جي قدرتِ ڪامله ان ۾ ساهہ وڌو ۽ انسان ڪيائين، پوءِ اهڙو مغرور ۽ متڪبر انسان ٿيو، جو ان جي قدرت جو ئي مُنڪر ٿي ڪري وڃڻ تي اچي ويو ايترو نٿو ڏسي تہ جيڪو قادرِ برحق پاڻي جي بوند کي قوي ۽ تندرست انسان بنائي ڇڏي ٿو ان جي قدرت کان ڳريل هڏيءَ کي ٻيهر زندگي بخشي ڇڏڻ ڇا پري آهي ۽ ان کي ناممڪن سمجهڻ ڪيتري تہ کليل جهالت آهي. ف۱۰۳ يعني ڳريل هڏي کي هٿ ۾ سامهون مثال بيان ڪري ٿو تہ هيءَ تہ اهڙي ڀُرڪي جي ويئي، ڪيئن زنده ٿيندي؟ ف۱۰۴ جو مني جي قطري مان پيدا ڪيو ويو آهي. ف۱۰۵ پهرين جي بہ ۽ موت کان پوءِ واري جي بہ. ف۱۰۶ عرب ۾ ٻہ وڻ آهن جي جهنگن ۾ ڪثرت سان ڏسڻ ۾ اچن ٿا، هڪ جو نالو مرخ ۽ ٻئي جو نالو عفار. انهن جي خاصيت هيءَ آهي تہ جڏهن انهن جون ساويون شاخون ڪپي هڪ ٻئي تي گسايون (رڳڙيون) وڃن تہ پوءِ انهن مان باهہ نڪري ٿي، هِن جي باوجود جو اهي ايتريون آليون ٿيون ٿيون، جو انهن مان پاڻي ٽمندو رهندو آهي. هن ۾ قدرت جي ڪهڙي تہ عجيب ۽ غريب نشاني آهي، جو باهہ ۽ پاڻي ٻئي هڪ ٻئي جا ضد آهن، ٻئي هڪ جاءِ ڪاٺي ۾ موجود آهن، باوجود ان جي نہ پاڻي باهہ کي وسائي ۽ نہ ئي باهہ ڪاٺي کي ساڙي!!! جنهن قادرِ مطلق جي اها حڪمت آهي اهو جيڪڏهن هڪ بدن تي موت کان پوءِ زندگي وارد ڪري تہ ان جي قدرت کان ڇا عجيب ۽ ان کي ناممڪن چوڻ قدرت جا نشان ڏسي ڪري انڪار ڪرڻ جاهلانہ معاندانہ ڪم آهي. ف۱۰۷ انهن کي موت کان پوءِ زنده نہ ٿو ڪري سگهي. ف۱۰۸ بيشڪ اهو ان تي قادر آهي. ف۱۰۹ تہ پيدا ڪري. ف۱۱۰ يعني مخلوقات جو وجود ان جي حڪم جي تابع آهي. ف۱۱۱ آخرت ۾.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١

وَالصّٰٓفّٰتِ صَفًّا ① فَالزّٰجِرٰتِ زَجْرًا ② فَالتّٰلِيٰتِ ذِكْرًا ③ اِنَّ اِلٰهَكُمْ

قسم انهن جو جيڪي باقاعده صفون ٻڌن ف٢ پوءِ انهن جو جيڪي جهڙڪ ڏيئي هلائن ف٣ پوءِ انهن جماعتن جو جيڪي قرآن پڙهن بيشڪ توهان جو

لَوَاحِدٌ ④ رَبُّ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَمَا بَيْنَهُمَا وَرَبُّ الْمَشَارِقِ ⑤

معبود ضرور هڪ آهي مالڪ آهي آسمانن ۽ زمين جو ۽ جيڪي انهن جي وچ ۾ آهي ۽ مالڪ مشرقن جو (اڀرڻ جون جايون). ف٤

اِنَّا زَيَّنَّا السَّمَآءَ الدُّنْيَا بِزِيْنَةِ ِۨالْكَوَاكِبِ ⑥ وَحِفْظًا مِّنْ كُلِّ شَيْطٰنٍ

بيشڪ اسان هيٺين آسمان کي ف٥ تارن جي سينگار سان سينگاريو ۽ هر سرڪش شيطان کان حفاظت جي واسطي

مَّارِدٍ ⑦ لَا يَسَّمَّعُوْنَ اِلَى الْمَلَاِ الْاَعْلٰى وَيُقْذَفُوْنَ مِنْ كُلِّ

ف٦. عالم بالا جي طرف ڪن نٿا لڳائي سگهن ف٧ ۽ انهن تي هر طرف کان مار سٽي وينديآهي

جَانِبٍ ⑧ دُحُوْرًا وَّلَهُمْ عَذَابٌ وَّاصِبٌ ⑨ اِلَّا مَنْ خَطِفَ الْخَطْفَةَ

ف٨. انهن کي تڙڻ جي واسطي ۽ انهن جي واسطي ف٩ هميشه جو عذاب آهي مگر جيڪي هڪ ادي پڙ جهٽي ڏيئي هليو ف١٠ پوءِ ان جي پٺيان لڳي روشن انگاري ف١١

فَاَتْبَعَهٗ شِهَابٌ ثَاقِبٌ ⑩ فَاسْتَفْتِهِمْ اَهُمْ اَشَدُّ خَلْقًا اَمْ مَّنْ

پوءِ انهن کان پڇا ڪر ف١٢ ڇا انهن جي پيدائش وڌيڪ مضبوط آهي يا اسان جي ٻي مخلوق آسمانن ۽ ملائڪن

خَلَقْنَا ؕ اِنَّا خَلَقْنٰهُمْ مِّنْ طِيْنٍ لَّازِبٍ ⑪ بَلْ عَجِبْتَ وَيَسْخَرُوْنَ ⑫

وغيره جي ف١٣ بيشڪ اسان انهن کي پيدا ڪيو چيڪي مٽي مان ف١٤. بلڪ تو کي عجب لڳو ف١٥ ۽ اهي ٺٺول ڪن ٿا ف١٦

وَاِذَا ذُكِّرُوْا لَا يَذْكُرُوْنَ ⑬ وَاِذَا رَاَوْا اٰيَةً يَّسْتَسْخِرُوْنَ ⑭ وَقَالُوْا اِنْ

۽ سمجهائڻ سان سمجهن ۽ جڏهن ڪا نشاني ڏسندا آهن ف١٧ ته مسخري ڪرڻ لڳندا آهن ۽ چوندا آهن هيءَ ته نه آهي مگر

هٰذَآ اِلَّا سِحْرٌ مُّبِيْنٌ ⑮ ءَاِذَا مِتْنَا وَكُنَّا تُرَابًا وَّعِظَامًا ءَاِنَّا لَمَبْعُوْثُوْنَ ⑯

کليل جادو. ڇا جڏهن اسان مري ڪري مٽي ۽ هڏا ٿي وينداسين ڇا اسان کي ضرور اٿاريو ويندو.

اَوَاٰبَآؤُنَا الْاَوَّلُوْنَ ⑰ قُلْ نَعَمْ وَاَنْتُمْ دَاخِرُوْنَ ⑱ فَاِنَّمَا هِيَ زَجْرَةٌ

۽ ڇا اسان جي ابن ڏاڏن کي به ف١٨ تون فرماءِ ها ۽ هن حال ۾ جو توهان ذليل هوندؤ. سو اها ف١٩ ته هڪ هڪل ئي آهي

وَّاحِدَةٌ فَاِذَا هُمْ يَنْظُرُوْنَ ⑲ وَقَالُوْا يٰوَيْلَنَا هٰذَا يَوْمُ الدِّيْنِ ⑳

ف٢٠ ته ڏهن اهي ف٢١ ڏسڻ لڳندا ۽ چوندا ها ءِ اسان جي تباهي، انهن کي چيو ويندو هيءُ انصاف جو ڏينهن آهي ف٢٢



ف١ سورة صّٰفّٰت مڪي آهي، هن ۾ پنج رڪوع، هڪ سؤ ٻياسي آيتون ۽ اٺ سؤ سٺ ڪلما ۽ ٽي هزار اٺ سؤ ڇويهه حرف آهن.

ف٢ هن آيت ۾ الله تبارڪ وتعالىٰ قسم ياد فرمايو چند ٽولن جو پاڻ مراد ان ملائڪن جا ٽولا آهن، جيڪي نمازين وانگر صفون ٻڌي ڪري ان جي حڪم جا منتظر رهن ٿا يا دين جي عالمن جا ٽولا، جيڪي تهجد ۽ سيني نمازن ۾ صفون ٻڌي عبادت ۾ مصروف رهن ٿا يا غازين جا ٽولا، جيڪي خدا جي واٽ ۾ صفون ٻڌي حق جي دشمن جي مقابلي ۾ هوندا آهن (مدارڪ)

ف٣ پهرين تقدير تي جهڙڪي ڪري هلائڻ وارن مان مراد ملائڪ آهن جيڪي ڪڪرتي مقرر آهن ۽ ان کي حڪم ڏيئي هلائن ٿا ۽ ٻي تقدير تي اهي عالم جيڪي وعظ ۽ نصيحت سان ماڻهن کي جهڙڪي ڪري دين جي واٽ تي هلائن ٿا. ٽين تقدير تي اهي غازي، جيڪي گهوڙن کي ڌمڪي ڏيئي ڪري جهاد ۾ هلائن ٿا.

ف٤ يعني آسمان ۽ زمين ۽ انهن جي وچ واري ڪائنات ۽ سيني حدن ۽ طرفن جو، سيني جو اهو ئي مالڪ آهي ته پوءِ ٻيو ڪو ڪهڙي طرح عبادت جو حقدار ٿي سگهي ٿو، انهي ڪري اهو شريڪ کان پاڪ آهي.

ف٥ جيڪو زمين جي بنسبت آسمان کان وڌيڪ ويجهو آهي.

ف٦ يعني اسان آسمان کي هر هڪ نافرمان شيطان کان محفوظ رکيو ته جڏهن شيطان آسمان تي وڃڻ جو اراده ڪن ته ملائڪ باهه جو شعلو هڻي انهن کي دفع ڪري ڇڏن. انهي ڪري شيطان آسمان تي نٿا وڃي سگهن ۽.

ف٧ ۽ آسمان جي ملائڪن جو گفتگو ٻڌي سگهن.

ف٨ باهه جي شعلن جي، جڏهن اهي ان نيت سان آسمان جي طرف وڃن.

ف٩ آخرت ۾.

ف١٠ يعني جيڪڏهن ڪو شيطان ملائڪ جو ڪو ڪلمو ڪڏهن ڪٿي ٻڌي.

ف١١ ته ان کي ساڙي ۽ ايذاءُ پهچائي.

ف١٢ يعني مڪي جي ڪافرن کان.

ف١٣ پوءِ جنهن قادر برحق کي آسمانن ۽ زمين جهڙي عظيم مخلوق کي پيدا ڪرڻ ڪجهه به مشڪل ۽ ڏکيو نه آهي ته پوءِ انسانن جو پيدا ڪرڻ ان تي ڇا مشڪل ٿي سگهي ٿو.

ف١٤ هيءُ انهن جي ڪمزوري جي هڪ ٻي شاهدي آهي ته انهن جي پيدائش جو اصل مادو مٽي آهي، جيڪا شدت ۽ قوت نه ٿي رکي ۽ ان ۾ انهن تي هڪ ٻيو دليل قائم فرمايو ويو آهي ته چيڪي مٽي انهن جي پيدائش جو مادو آهي ته پوءِ ها ڻي وري جسم جي ڳري وڃڻ ۽ مٽي ٿي وڃڻ کان پوءِ ان مٽي مان وري ٻيهر پيدائش ڪي اهي ڇو ناممڪن ڄاڻن ٿا. مادو موجود، ڪاريگر موجود، پوءِ ٻيهر پيدائش ڪيئن محال ٿي سگهي ٿي. ف١٥ انهن جي تڪذيب ڪرڻ سان جو اهڙين واضح الدلالت آيات ۽ بينات جي باوجود اهي ڪهڙي طرح تڪذيب ڪن ٿا. ف١٦ توهان سان ۽ توهان جي تعجب سان يا مرڻ کان پوءِ اٿڻ سان. ف١٧ مثلاً چنڊ جو چيرجڻ وغيره. ف١٨ جيڪي اسان کان زماني ۾ مقدم آهن ڪافرن وٽ سندن ابن ڏاڏن جو زنده ڪرڻ خود انهن جي زنده ڪرڻ کان زياده پري هو، ان ڪري انهن هي چيو ته الله تعالىٰ پنهنجي حبيب صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي فرمائي ٿو. ف١٩ يعني بعث. ف٢٠ هڪ ئي خوفناڪ آواز آهي ٻي ڦوڪ جو. ف٢١ زنده ٿي ڪري پنهنجا افعال ۽ پيش اچڻ وارا احوال. ف٢٢ يعني ملائڪ چوندا ته هي انصاف جو ڏينهن آهي، هي حساب ۽ جزا جو ڏينهن.

ع ٢١ ۵

هٰذَا يَوْمُ الْفَصْلِ الَّذِىْ كُنْتُمْ بِهٖ تُكَذِّبُوْنَ ﴿٢١﴾ اُحْشُرُوا الَّذِيْنَ

هي آهي اهو فيصلي جو ڏينهن جنهن کي توهان ڪوڙو سمجهندا هُئا وا ٢٣ هڪليو ظالمن کي ۽

ظَلَمُوْا وَاَزْوَاجَهُمْ وَمَا كَانُوْا يَعْبُدُوْنَ ﴿٢٢﴾ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ

انهن جي جوڙن کي وا ٢٤ ۽ جو ڪجهه اهي پوڄيندا هئا الله کان سواءِ انهن سڀني کي ڪاهيو

فَاهْدُوْهُمْ اِلٰى صِرَاطِ الْجَحِيْمِ ﴿٢٣﴾ وَقِفُوْهُمْ اِنَّهُمْ مَّسْئُوْلُوْنَ ﴿٢٤﴾ مَا

جهنم جي واٽ جي طرف. ۽ انهن کي بيهاريو وا ٢٥ انهن کان پڇاڪرڻي آهي. وا ٢٦ توهان کي ڇا ٿيو آهي

لَكُمْ لَا تَنَاصَرُوْنَ ﴿٢٥﴾ بَلْ هُمُ الْيَوْمَ مُسْتَسْلِمُوْنَ ﴿٢٦﴾ وَاَقْبَلَ بَعْضُهُمْ

هڪ ٻي جي مدد ڇو نٿا ڪريو وا ٢٧ بلڪ اهي اڄ ڪنڌ جهڪائيندڙ آهن وا ٢٨ انهن مان هڪڙي ٻي جي طرف منهن ڪيو

عَلٰى بَعْضٍ يَّتَسَآءَلُوْنَ ﴿٢٧﴾ قَالُوْٓا اِنَّكُمْ كُنْتُمْ تَاْتُوْنَنَا عَنِ الْيَمِيْنِ ﴿٢٨﴾

هڪ ٻي کان پڇندي. چوڻ لڳا وا ٢٩ توهان اسان جي سڄي طرف کان ٻيٽڪائڻ ايندا هيؤ. وا ٣٠

قَالُوْا بَلْ لَّمْ تَكُوْنُوْا مُؤْمِنِيْنَ ﴿٢٩﴾ وَمَا كَانَ لَنَا عَلَيْكُمْ مِّنْ سُلْطٰنٍ

جواب ڏيندا توهان پاڻ ئي ايمان نه ٿي رکيو وا ٣١ ۽ اسان جو توهان تي ڪو اختيار نه هو وا ٣٢

بَلْ كُنْتُمْ قَوْمًا طٰغِيْنَ ﴿٣٠﴾ فَحَقَّ عَلَيْنَا قَوْلُ رَبِّنَآ اِنَّا لَذَآئِقُوْنَ ﴿٣١﴾

بلڪ توهان پاڻ ئي سرڪش ماڻهو هيؤ. پوءِ ثابت ٿي ويئي اسان تي اسان جي رب جي ڳالهه وا ٣٣ اسان کي ضرور چکڻو آهي وا ٣٤

فَاَغْوَيْنٰكُمْ اِنَّا كُنَّا غٰوِيْنَ ﴿٣٢﴾ فَاِنَّهُمْ يَوْمَئِذٍ فِى الْعَذَابِ

پوءِ اسان توهان کي گمراهه ڪيو جو اسان پاڻ گمراهه هُئاسي پوءِ ان ڏينهن اُهي وا ٣٥ سڀئي جا سڀ عذاب ۾ شريڪ

مُشْتَرِكُوْنَ ﴿٣٣﴾ اِنَّا كَذٰلِكَ نَفْعَلُ بِالْمُجْرِمِيْنَ ﴿٣٤﴾ اِنَّهُمْ كَانُوْٓا اِذَا

آهن وا ٣٦. مجرمن سان اسان ائين ئي ڪندا آهيون. بيشڪ جڏهن انهن کي چيو ويندو هو

قِيْلَ لَهُمْ لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ يَسْتَكْبِرُوْنَ ﴿٣٥﴾ وَيَقُوْلُوْنَ اَئِنَّا لَتَارِكُوْٓا

ته الله کان سواءِ ڪنهن جي به بندگي نه آهي وڏائي ڪرڻ لڳندا هُئا. وا ٣٧ ۽ چوندا هُئا ڇا اسان پنهنجن خدائن کي ڇڏي ڏيون

اٰلِهَتِنَا لِشَاعِرٍ مَّجْنُوْنٍ ﴿٣٦﴾ بَلْ جَآءَ بِالْحَقِّ وَصَدَّقَ الْمُرْسَلِيْنَ ﴿٣٧﴾

هڪ چريي شاعر جي چوڻ سان. وا ٣٨ بلڪ اهي حق آندو ۽ رسولن جي تصديق فرمايائين. وا ٣٩

اِنَّكُمْ لَذَآئِقُوا الْعَذَابِ الْاَلِيْمِ ﴿٣٨﴾ وَمَا تُجْزَوْنَ اِلَّا مَا كُنْتُمْ

بيشڪ توهان کي ضرور تڪليف ڏيندڙ سزا چکڻي آهي. پوءِ توهان کي بدلو نه ملندو مگر پنهنجي عملن جو



وا ٢٣ دنيا ۾ ملائڪن کي حڪم ڏنو ويندو.

وا ٢٤ ظالمن مان مراد ڪافر آهن ۽ انهن جي جوڙن مان مراد انهن جا شيطان جيڪي دنيا ۾ انهن جا دوست ۽ ساٿي هوندا هئا هر هڪ ڪافر پنهنجي شيطان سان گڏ هڪ ئي زنجير ۾ جڪڙيو ويندو ۽ حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته جوڙن مان مراد تشبيهون ۽ مثال آهن يعني هر ڪافر پنهنجي ئي قسم جي ڪافرن سان گڏ هڪليو ويندو. بت پرست بت پرستن سان گڏ ۽ باهه پرست باهه پرستن سان گڏ وعلیٰ هٰذا القياس.

وا ٢٥ صراط وٽ.

وا ٢٦ حديث شريف ۾ آهي ته قيامت جي ڏينهن ٻانهو جڳهه کان چري نه سگهندو جيستائين چار ڳالهيون کانئس نه پڇيون وڃن. (١) سندس عمر ته ڪهڙي ڪم ۾ گذري. (٢) سندس علم ته ان تي ڇا عمل ڪيائين. (٣) سندس مال ته ڪٿان ڪمايائين ۽ ڪٿي خرچ ڪيائين. (٤) سندس جسم ته ان کي ڪهڙي ڪم آنديائين.

وا ٢٧ هي انهن کي جهنم جو خازن ملامت جي طريقي سان چوندو ته دنيا ۾ هڪ ٻئي جي امداد تي گهڻو غرور ڪندا هيؤ اڄ ڏسو ڪيئن عاجز آهيو توهان مان ڪو ڪنهن جي مدد نٿو ڪري سگهي.

وا ٢٨ عاجز ۽ ذليل ٿي ڪري.

وا ٢٩ پنهنجن سردارن کي جيڪي دنيا ۾ گمراهه ڪندا هُئا.

وا ٣٠ يعني قوت جي زور سان اسان کي گمراهي تي آماده ڪندا هيؤ. ان تي ڪافرن جا سردار چوندا ۽.

وا ٣١ ٻهريائين ڪافر هيؤ ۽ ايمان کان پنهنجي اختيار سان منهن موڙيندا هيؤ. وا ٣٢ جو اسان توهان کي پنهنجي اتباع تي مجبور ڪريون ها. وا ٣٣ جيڪا ان فرمائي ته مان ضرور جهنم کي جنن ۽ انسانن سان ڀريندس. انهي ڪري. وا ٣٤ ان جو عذاب گمراهن کي به ۽ گمراهه ڪرڻ وارن کي به وا ٣٥ يعني قيامت جي ڏينهن. وا ٣٦ گمراهه به انهن جا گمراهه ڪرڻ وارا سردار به ڇو ته اُهي سڀ دنيا ۾ گمراهي ۾ شريڪ هُئا. وا ٣٧ ۽ توحيد قبول نه ڪندا هُئا ۽ شرڪ کان باز نه ايندا هُئا. وا ٣٨ يعني محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي فرمائڻ سان. وا ٣٩ دين ۽ توحيد ۽ شرڪ جي نفي ۾.

تَعْمَلُوْنَ ﴿٣٩﴾ اِلَّا عِبَادَ اللّٰهِ الْمُخْلَصِيْنَ ﴿٤٠﴾ اُولٰٓئِكَ لَهُمْ رِزْقٌ

ف٤٠. مگر جيڪي الله جا چونڊيل ٻانها آهن. ف٤١ انهن جي واسطي اهار وزي آهي جيڪا اسان جي

مَّعْلُوْمٌ ﴿٤١﴾ فَوَاكِهُ ۚ وَهُمْ مُّكْرَمُوْنَ ﴿٤٢﴾ فِيْ جَنّٰتِ النَّعِيْمِ ﴿٤٣﴾

علم ۾ آهي. ميوا ف٤٢ ۽ انهن جي عزت ڪئي ويندي. آرام جي باغن ۾ شاهي تختن تي هوندا

عَلٰى سُرُرٍ مُّتَقٰبِلِيْنَ ﴿٤٤﴾ يُطَافُ عَلَيْهِمْ بِكَاْسٍ مِّنْ مَّعِيْنٍ ﴿٤٥﴾

آمهون سامهون. ف٤٣ انهن تي گشت ڪندا جاري شراب جا پيالا ف٤٤ سفيد رنگ ف٤٥

بَيْضَآءَ لَذَّةٍ لِّلشّٰرِبِيْنَ ﴿٤٦﴾ لَا فِيْهَا غَوْلٌ وَّلَا هُمْ عَنْهَا يُنْزَفُوْنَ ﴿٤٧﴾

پيئندڙن جي واسطي لذت سان ڀرپور ف٤٦ نه ان ۾ خمار آهي ف٤٧ ۽ نه ان سان انهن جو متو ڦري ف٤٨ ۽ انهن وٽ

وَعِنْدَهُمْ قٰصِرٰتُ الطَّرْفِ عِيْنٌ ﴿٤٨﴾ كَاَنَّهُنَّ بَيْضٌ مَّكْنُوْنٌ ﴿٤٩﴾

هونديون جو مڙسن کان سواءِ ٻي طرف اک کڻي نه نهاريندڙيون ف٤٩ وڏين اکين واريون. جڻ اهي آنا هجن لڪل

فَاَقْبَلَ بَعْضُهُمْ عَلٰى بَعْضٍ يَّتَسَآءَلُوْنَ ﴿٥٠﴾ قَالَ قَآئِلٌ مِّنْهُمْ اِنِّيْ

ف٥٠ پوءِ انهن مان ف٥١ هڪڙن ٻين جي طرف منهن ڪيو پڇندي ف٥٢ انهن مان چوڻ واري چيو منهنجو

كَانَ لِيْ قَرِيْنٌ ﴿٥١﴾ يَّقُوْلُ اَئِنَّكَ لَمِنَ الْمُصَدِّقِيْنَ ﴿٥٢﴾ ءَاِذَا مِتْنَا

هڪ هم نشين هو. ف٥٣ مون کي چوندو هو ته ڇا تون ان کي سچ مڃين ٿو. ف٥٤ ڇا جڏهن اسان مري ڪري

وَكُنَّا تُرَابًا وَّعِظَامًا ءَاِنَّا لَمَدِيْنُوْنَ ﴿٥٣﴾ قَالَ هَلْ اَنْتُمْ مُّطَّلِعُوْنَ ﴿٥٤﴾

مٽي ۽ هڏا ٿي وينداسي پوءِ ڇا اسان کي جزا سزا ڏني ويندي ف٥٥ چيائين ڇا توهان جهاتي پائي ڏسندؤ. ف٥٦

فَاطَّلَعَ فَرَاٰهُ فِيْ سَوَآءِ الْجَحِيْمِ ﴿٥٥﴾ قَالَ تَاللّٰهِ اِنْ كِدْتَّ لَتُرْدِيْنِ ﴿٥٦﴾

پوءِ جهاتي پاتائين ته ان کي ڀڙڪندڙ باهه جي وچ ۾ ڏٺائين. ف٥٧ چيائين الله جو قسم قريب هو جو تون مونکي هلاڪ ڪري ڇڏين ها ف٥٨

وَلَوْلَا نِعْمَةُ رَبِّيْ لَكُنْتُ مِنَ الْمُحْضَرِيْنَ ﴿٥٧﴾ اَفَمَا نَحْنُ بِمَيِّتِيْنَ ﴿٥٨﴾

۽ جيڪڏهن منهنجي رب جو فضل نه هجي ها ف٥٩ ته ضرور مان به پڪڙجي حاضر ڪيلن ماڻهن مان هجان ها ف٦٠ پوءِ ڇا اسان کي مرڻو نه آهي.

اِلَّا مَوْتَتَنَا الْاُوْلٰى وَمَا نَحْنُ بِمُعَذَّبِيْنَ ﴿٥٩﴾ اِنَّ هٰذَا لَهُوَ الْفَوْزُ

مگر اسان جو پهريون موت ف٦١ ۽ اسان تي عذاب نه ٿيندو. ف٦٢ بيشڪ اهائي وڏي ڪاميابي

الْعَظِيْمُ ﴿٦٠﴾ لِمِثْلِ هٰذَا فَلْيَعْمَلِ الْعٰمِلُوْنَ ﴿٦١﴾ اَذٰلِكَ خَيْرٌ نُّزُلًا

آهي. اهڙي ڳالهه جي واسطي جڳائي عمل ڪندڙن کي عمل ڪرڻ. ڇا اها مهماني ڀلي آهي ف٦٣

ف٤٠ ان شرڪ ۽ تڪذيب جو، جيڪو دنيا ۾ ڪري آيا آهيو.

ف٤١ ايمان ۽ اخلاص وارا.

ف٤٢ ۽ نفيس ۽ لذيذ نعمتون، خوش ذائقه، خوشبودار، خوش منظر.

ف٤٣ هڪٻئي کان خوش ۽ مسرور.

ف٤٤ جنهن جون پاڪ نهرون نگاهن جي سامهون جاري هونديون.

ف٤٥ کير کان به وڌيڪ سفيد.

ف٤٦ دنيا جي شراب جي خلاف، جيڪو بدبو دار ۽ بدذائقه ٿئي ٿو ۽ پيئڻ وارو ان کي پيئڻ وقت منهن بگاڙي ويئي ٿو.

ف٤٧ جنهن سان عقل ۾ خلل اچي.

ف٤٨ دنيا جي شراب جي خلاف، جنهن ۾ گهڻائي فساد ۽ عيب آهن ان سان پيٽ ۾ درد ٿئي ٿو، مٿي ۾ به، پيشاب ۾ به تڪليف ٿي وڃي ٿي، طبيعت ڳڙجي ٿي، الٽي اچي ٿي، مٿو چڪر کائي ٿو ۽ عقل جاءِ تي نه ٿو رهي

ف٤٩ جوان وٽ سندس مڙس ئي حُسن وارو ۽ پيارو آهي.

ف٥٠ گرد ۽ غبار کان پاڪ صاف دلڪش رنگ.

ف٥١ يعني جنتين مان.

ف٥٢ ته دنيا ۾ ڇا حالات ۽ واقعات پيش آيا.

ف٥٣ دنيا ۾، جيڪو مرڻ کان پوءِ اٿڻ جو انڪاري هو ۽ ان جي نسبت طعني جي طريقي تي. ف٥٤ يعني مرڻ کان پوءِ اٿڻ کي.

ف٥٥ ۽ اسان کان حساب ورتو ويندو. اهو بيان ڪري ان جنتي پنهنجي جنتي دوستن کي.

ف٥٦ ته منهنجي ان همنشين جو جهنم ۾ ڪهڙو حال آهي.

ف٥٧ ته عذاب جي اندر گرفتار آهي ته پوءِ ان جنتي ان کي.

ف٥٨ سڌي واٽ کان گمراهه ڪري.

ف٥٩ ۽ پنهنجي رحمت ۽ ڪرم سان مون کي تنهنجي اغوا کان محفوظ نه رکي ها ۽ اسلام تي قائم رهڻ جي توفيق نه ڏئي ها.

ف٦٠ تو سان گڏ جهنم ۾ ۽ جڏهن موت ذبح ڪيو ويندو ته پوءِ جنتي ملائڪن کي چوندا.

ف٦١ اهو جيڪو دنيا ۾ ٿي چڪو.

ف٦٢ ملائڪ چوندا نه ۽ جنتين جو اهو چوڻ الله تعالىٰ جي رحمت ۽ بقا دار زندگي جي نعمت کان لذت حاصل ڪرڻ ۽ عذاب کان محفوظ رهڻ جي احسان تي شڪر ڪرڻ لاءِ آهي ۽ ان ذڪر سان انهن کي سرور حاصل ٿيندو. ف٦٣ يعني جنتي نعمتون، لذتون ۽ اتان جون نفيس ۽ لطيف کائڻ ۽ پيئڻ واريون شيون ۽ دائمي عيش ۽ بي انتها راحت ۽ سرور.

اَمۡ شَجَرَةُ الزَّقُّوۡمِ ﴿٦٢﴾ اِنَّا جَعَلۡنٰهَا فِتۡنَةً لِّلظّٰلِمِيۡنَ ﴿٦٣﴾ اِنَّهَا شَجَرَةٌ تَخۡرُجُ

يا ٿوهر جو وڻ. ف٦٤ بيشڪ اسان ان کي ظالمن جي لاءِ فتنو (امتحان) ڪيو آهي. ف٦٥ بيشڪ اهو هڪ وڻ آهي

فِيۡۤ اَصۡلِ الۡجَحِيۡمِ ﴿٦٤﴾ طَلۡعُهَا كَاَنَّهٗ رُءُوۡسُ الشَّيٰطِيۡنِ ﴿٦٥﴾ فَاِنَّهُمۡ

جيڪو دوزخ جي پاڙ مان نڪري ٿو. ف٦٦ ان جي ڪُکڙي جهڙو شيطانن جون منڍيون. ف٦٧

لَاٰكِلُوۡنَ مِنۡهَا فَمَالِـُٔوۡنَ مِنۡهَا الۡبُطُوۡنَ ﴿٦٦﴾ ثُمَّ اِنَّ لَهُمۡ عَلَيۡهَا لَشَوۡبًا

پوءِ بيشڪ اهي ان مان کائيندا ف٦٨ پوءِ انهيءَ مان پيٽ ڀريندا. پوءِ بيشڪ انهن جي واسطي

مِّنۡ حَمِيۡمٍ ﴿٦٧﴾ ثُمَّ اِنَّ مَرۡجِعَهُمۡ لَاِ۟لَى الۡجَحِيۡمِ ﴿٦٨﴾ اِنَّهُمۡ اَلۡفَوۡا اٰبَآءَهُمۡ

ان تي تهڪندڙ پاڻيءَ جي ملاوٽ آهي. ف٦٩ پوءِ سندن موٽڻ ضرور ٻرندڙ باهه جي طرف آهي. ف٧٠

ضَآلِّيۡنَ ﴿٦٩﴾ فَهُمۡ عَلٰۤى اٰثٰرِهِمۡ يُهۡرَعُوۡنَ ﴿٧٠﴾ وَلَقَدۡ ضَلَّ قَبۡلَهُمۡ

بيشڪ انهن پنهنجا پيءُ ڏاڏا گمراهه ڏٺا پوءِ اهي انهن جي پيرن جي نشانن تي ڊڪندا وڃن ٿا. ف٧١ بيشڪ

اَكۡثَرُ الۡاَوَّلِيۡنَ ﴿٧١﴾ وَلَقَدۡ اَرۡسَلۡنَا فِيۡهِمۡ مُّنۡذِرِيۡنَ ﴿٧٢﴾ فَانۡظُرۡ كَيۡفَ

انهن کان اڳي گهڻيئي اڳلا گمراهه ٿيا ف٧٢. ۽ بيشڪ اسان انهن ۾ ڊيڄاريندڙ موڪليا. ف٧٣

كَانَ عَاقِبَةُ الۡمُنۡذَرِيۡنَ ﴿٧٣﴾ اِلَّا عِبَادَ اللّٰهِ الۡمُخۡلَصِيۡنَ ﴿٧٤﴾ وَلَقَدۡ

پوءِ ڏس ڊيڄاريلن جو ڪهڙو انجام ٿيو. ف٧٤ مگر الله جا چونڊيل ٻانها ف٧٥. ۽ بيشڪ اسان کي

نَادٰٮنَا نُوۡحٌ فَلَنِعۡمَ الۡمُجِيۡبُوۡنَ ﴿٧٥﴾ وَنَجَّيۡنٰهُ وَاَهۡلَهٗ مِنَ الۡكَرۡبِ

نوح پڪاريو ف٧٦ پوءِ اسان ڪهڙا ڏسڻا آهيون قبول فرمائڻ وارا. ف٧٧ ۽ اسان ان کي ۽ ان جي گهر وارن کي

الۡعَظِيۡمِ ﴿٧٦﴾ وَجَعَلۡنَا ذُرِّيَّتَهٗ هُمُ الۡبٰقِيۡنَ ﴿٧٧﴾ وَتَرَكۡنَا عَلَيۡهِ فِى

وڏي تڪليف کان ڇوٽڪارو ڏنو. ۽ اسان ان جي اولاد باقي رکي. ف٧٨ ۽ اسان پوين ۾ ان جي تعريف

الۡاٰخِرِيۡنَ ﴿٧٨﴾ سَلٰمٌ عَلٰى نُوۡحٍ فِى الۡعٰلَمِيۡنَ ﴿٧٩﴾ اِنَّا كَذٰلِكَ نَجۡزِى

باقي رکي ف٧٩ نوح تي سلام هجي جهان وارن ۾ ف٨٠ بيشڪ اسان ايئن ئي انعام ڏيندا آهيون نيڪن

الۡمُحۡسِنِيۡنَ ﴿٨٠﴾ اِنَّهٗ مِنۡ عِبَادِنَا الۡمُؤۡمِنِيۡنَ ﴿٨١﴾ ثُمَّ اَغۡرَقۡنَا الۡاٰخَرِيۡنَ ﴿٨٢﴾

کي. بيشڪ اهو اسان جي اعلیٰ درجي جي ڪامل ايمان وارن ٻانهن مان آهي. پوءِ اسان ٻين کي ٻوڙي ڇڏيو ف٨١

وَاِنَّ مِنۡ شِيۡعَتِهٖ لَاِبۡرٰهِيۡمَ ﴿٨٣﴾ اِذۡ جَآءَ رَبَّهٗ بِقَلۡبٍ سَلِيۡمٍ ﴿٨٤﴾

بيشڪ انهيءَ جي جماعت مان ابراهيم آهي ف٨٢ جڏهن پنهنجي رب وٽ حاضر ٿيو غير کان سلامت رهيل دل وٺي ڪري. ف٨٣

رڪوع ٢ / ع ٥٣ / ٦ — وقف لازم



ف٦٤ نهايت ڪوڙو، انتها درجي جو بدبو دار، حد درجي جو بدمزه، سخت ناپسند، جنهن سان دوزخين جي مهماني ڪئي ويندي ۽ انهن کي ان جي کائڻ تي مجبور ڪيو ويندو.

ف٦٥ ته دنيا ۾ ڪافرن جو انڪار ڪن ٿا ۽ چون ٿا ته باهه وڻن کي ساڙي ڇڏيندي ته پوءِ باهه ۾ وڻ ڪيئن هوندو.

ف٦٦ ۽ ان جون شاخون جهنم جي درڪات ۾ پهچن ٿيون.

ف٦٧ يعني نهايت بد هيئت ۽ قبيح المنظر.

ف٦٨ بُک جي سختي کان مجبور ٿي ڪري.

ف٦٩ يعني جهنمي ٿوهر سان انهن جو پيٽ ڀريندا سي، اهو سڙندو هوندو، پيٽن کي ساڙيندو. ان جي درد سان اُڃ جو غلبو ٿيندو ۽ مدت تائين اُڃ جي تڪليف ۾ رکيا ويندا، وري جڏهن پيئڻ جي لاءِ ڏنو ويندو ته گرم ساڙيندڙ پاڻي. ان جي گرمي ۽ تڪليف ان ٿوهر جي گرمي ۽ درد سان ملي اڃا ڏيک تڪليف ۽ بي چيني وڌائيندي.

ف٧٠ جو ته زقوم کائڻ ۽ گرم پاڻي پيئڻ جي لاءِ انهن کي پنهنجي درڪات کان ٻي درڪات ۾ وٺي ويندو. ان کان پوءِ وري پنهنجي درڪات جي طرف موٽايا ويندا. ان کان پوءِ انهن جي عذاب جو حقدار هجڻ جي علت ارشاد فرمائي وڃي ٿي.

ف٧١ ۽ گمراهي ۾ انهن جي تابعداري ڪن ٿا ۽ حق جي واضح دليلن کان اکيون بند ڪري وڃن ٿا.

ف٧٢ انهيءَ سبب کان ته انهن پنهنجي ابن ڏاڏن جي غلط وات نه ڇڏي ۽ حجت ۽ دليل مان فائدو حاصل نه ڪيائون.

ف٧٣ يعني نبي سڳورا، جن انهن کي گمراهي ۽ بدعملي جي بُري انجام جو خوف ڏياريو.

ف٧٤ ته اهي عذاب سان هلاڪ ڪيا ويا.

ف٧٥ ايمان دار، جن پنهنجي اخلاص جي سبب ڇوٽڪارو پاتو.

ف٧٦ ۽ اسان کي پنهنجي قوم جي عذاب ۽ هلاڪت جي درخواست ڪيائين.

ف٧٧ جو اسان سندس دعا قبول ڪئي ۽ سندس دشمنن جي مقابلي ۾ مدد ڪئي ۽ انهن کان پورو پورو بدلو ورتوسين جو انهن کي غرق ڪري هلاڪ ڪري ڇڏيوسين.

ف٧٨ پوءِ هاڻي دنيا ۾ جيترا به انسان آهن، سڀ حضرت نوح عليه السلام جي نسل مان آهن. حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما کان روايت ٿيل آهي ته حضرت نوح عليه السلام جي ٻيڙي مان لهڻ کان پوءِ سندس ساٿين ۾ جيترا به مرد ۽ عورتون هيون، سڀيئي مري ويا. سندس اولاد ۽ سندس گهر وارين کان سواءِ. انهن مان دنيا جا نسل هليا. عرب، فارس ۽ روم سندس فرزند سام جي اولاد مان آهن ۽ سوڊان جا ماڻهو سندس پُٽ حام جي نسل مان ۽ تُرڪ ۽ ياجوج ماجوج وغيره سندس صاحبزادي يافث جي اولاد مان آهن. ف٧٩ يعني ڪانئس پوءِ وارن نبين سڳورن ۽ سندن اُمتن ۾ حضرت نوح عليه السلام جو ذڪر جميل باقي رکيوسين. ف٨٠ يعني ملائڪ، جن ۽ انسان سڀ مٿس قيامت تائين سلام موڪليندا رهن. ف٨١ يعني حضرت نوح عليه السلام جي قوم جي ڪافرن کي. ف٨٢ يعني حضرت ابراهيم عليه السلام ۽ حضرت نوح عليه السلام جي دين، ملت ۽ سندس طريقي ۽ سنت تي آهي. حضرت نوح عليه السلام ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام جي وچ ۾ ٻه هزار ڇهه سو ڇاليهن سالن جو زماني فرق آهي ۽ ٻنهي سڳورن جي وچ ۾ جيڪو زمانو گذريو، ان ۾ فقط ٻه نبي ٿيا، حضرت هود ۽ حضرت صالح عليهما السلام. ف٨٣ يعني حضرت ابراهيم عليه السلام پنهنجيءَ دل کي الله تعالیٰ جي لاءِ خالص ڪيو ۽ هر شيءِ کان فارغ ڪري ورتو.

إِذْ قَالَ لِأَبِيهِ وَقَوْمِهِ مَاذَا تَعْبُدُونَ ﴿٨٥﴾ أَئِفْكًا آلِهَةً دُونَ اللَّهِ

جڏهن ان پنهنجي پيءُ ۽ پنهنجي قوم کي فرمايو ف٨٤ توهان ڇا پوڄيو ٿا. ڇا بهتان سان الله کان سواءِ ٻيو خدا

تُرِيدُونَ ﴿٨٦﴾ فَمَا ظَنُّكُمْ بِرَبِّ الْعَالَمِينَ ﴿٨٧﴾ فَنَظَرَ نَظْرَةً فِي النُّجُومِ ﴿٨٨﴾

چاهيو ٿا. پوءِ توهان جو ڪهڙو گمان آهي رب العالمين بابت ف٨٥. پوءِ انهيءَ هڪ نظر ستارن ڏي وڌي

فَقَالَ إِنِّي سَقِيمٌ ﴿٨٩﴾ فَتَوَلَّوْا عَنْهُ مُدْبِرِينَ ﴿٩٠﴾ فَرَاغَ إِلَىٰ آلِهَتِهِمْ

ف٨٦. پوءِ چيائين مان بيمار ٿيڻ وارو آهيان ف٨٧. پوءِ اهي ان تي پٺي ڏيئي هليا ويا ف٨٨ پوءِ انهن جي معبودن

فَقَالَ أَلَا تَأْكُلُونَ ﴿٩١﴾ مَا لَكُمْ لَا تَنْطِقُونَ ﴿٩٢﴾ فَرَاغَ عَلَيْهِمْ ضَرْبًا

جي طرف لڪي ڪري روانو ٿيو چيائين ڇا توهان کائو نٿا. ف٨٩ توهان کي ڇا ٿيو آهي جو ڳالهايو نٿا ف٩٠. پوءِ ماڻهن جي نظر کان بچي

بِالْيَمِينِ ﴿٩٣﴾ فَأَقْبَلُوا إِلَيْهِ يَزِفُّونَ ﴿٩٤﴾ قَالَ أَتَعْبُدُونَ مَا تَنْحِتُونَ ﴿٩٥﴾

انهن کي سڄي هٿ سان مارڻ لڳو ف٩١. پوءِ ڪافر ان جي طرف ڊڪندا آيا ف٩٢. فرمايائين ڇا پنهنجي هٿ جي گهڙيلن

وَاللَّهُ خَلَقَكُمْ وَمَا تَعْمَلُونَ ﴿٩٦﴾ قَالُوا ابْنُوا لَهُ بُنْيَانًا فَأَلْقُوهُ فِي

کي پوڄو ٿا ۽ الله پيدا ڪيو توهان کي ۽ توهان جي عملن کي ف٩٣. چيائون ان جي واسطي هڪ ڪوٺڙي جاءِ اڏيو ف٩٤ پوءِ

الْجَحِيمِ ﴿٩٧﴾ فَأَرَادُوا بِهِ كَيْدًا فَجَعَلْنَاهُمُ الْأَسْفَلِينَ ﴿٩٨﴾ وَقَالَ إِنِّي

ان کي ٻرندڙ باهه ۾ ڦٽي ڪريو. پوءِ انهن ان جي واسطي سازش جو ارادو ڪيو سا انهن کي هيناهين ڏيکاري. ف٩٥

ذَاهِبٌ إِلَىٰ رَبِّي سَيَهْدِينِ ﴿٩٩﴾ رَبِّ هَبْ لِي مِنَ الصَّالِحِينَ ﴿١٠٠﴾

۽ چيائين مان پنهنجي رب جي طرف وڃڻ وارو آهيان ف٩٦ اجهو اهو مون کي واٽ ڏيکاريندو ف٩٧ مهنجا رب مون کي لائق اولاد عطا

فَبَشَّرْنَاهُ بِغُلَامٍ حَلِيمٍ ﴿١٠١﴾ فَلَمَّا بَلَغَ مَعَهُ السَّعْيَ قَالَ يَا بُنَيَّ إِنِّي

ڪر. پوءِ اسان ان کي خوشخبري ڏني هڪ عقلمند پٽ جي. پوءِ جڏهن اهو ان سان گڏ ڪم جي قابل ٿي ويو چيائين

أَرَىٰ فِي الْمَنَامِ أَنِّي أَذْبَحُكَ فَانْظُرْ مَاذَا تَرَىٰ ۚ قَالَ يَا أَبَتِ

اي منهنجا پٽ مان خواب ڏٺو ته مان توکي ذبح ٿو ڪريان ف٩٨ هاڻي تون ٻڌاءِ ته تنهنجي ڪهڙي راءِ آهي ف٩٩ چيائين اي منهنجا پيءُ

افْعَلْ مَا تُؤْمَرُ ۖ سَتَجِدُنِي إِنْ شَاءَ اللَّهُ مِنَ الصَّابِرِينَ ﴿١٠٢﴾

ڪر جنهن ڳالهه جو توکي حڪم ٿئي ٿو. انشاءَ الله عنقريب تون مون کي صبر وارو لهندين. پوءِ جڏهن

فَلَمَّا أَسْلَمَا وَتَلَّهُ لِلْجَبِينِ ﴿١٠٣﴾ وَنَادَيْنَاهُ أَنْ يَا إِبْرَاهِيمُ ﴿١٠٤﴾ قَدْ

انهن ٻنهي اسان جي حڪم تي ڪنڌ جهڪايو ۽ پيءُ پٽ کي پيشاني پر ليٽايو (ان وقت جو حال نه پڇ ف١٠٠) ۽ اسان ان کي سڏ ڪري فرمايو اي ابراهيم

ف٨٤ ملامت ۽ جهڻڪ جي طريقي.

ف٨٥ ته جڏهن توهان ان کان سواءِ ٻين کي پوڄيندؤ. پوءِ ڇا اهو توهان کي عذاب کان سواءِ ڇڏي ڏيندو هن جي باوجود جو توهان ڄاڻو ٿا ته اهو ئي حقيقي مالڪ عبادت جو حقدار آهي. قوم چيو ته سڀاڻي اسان جي عيد آهي، جهنگل ۾ ميلو لڳندو. اسان نفيس کاڌا پچائي ڪري ٻُتن وٽ رکي ويندا سون ۽ ميلي کان واپس ٿي ڪري تبرڪ جي طور تي انهن کي کائيندا سون. توهان به اسان سان گڏ هلو ۽ مجمعي ۽ ميلي جي رونق ڏسو، اتان واپس ٿي ڪري ٻُتن جي زينت، ترتيب ۽ سينگار ڏسو. ان تماشي ڏسڻ کان پوءِ اسان سمجهون ٿا ته توهان بُت پرستي تي اسان کي ملامت نه ڪندؤ.

ف٨٦ جيئن ستاره شناس نجوم جا ماهر ستارن جي مواقع اتصالات و انصرافات (ملڻ ۽ ڦرڻ جي جاين) کي ڏسندا آهن.

ف٨٧ قوم نجوم جي گهڻي معتقد هئي. ان سمجهيو ته حضرت ابراهيم عليه السلام ستارن سان پنهنجي بيمار ٿيڻ جو حال معلوم ڪري ورتو. هاڻي هي ڪنهن متعدي مرض (موذي مرض) ۾ مبتلا ٿيڻ وارو آهي ۽ متعدي مرض کان اهي ماڻهو گهڻو ڊڄندا هئا. مسئلو:- علم نجوم حق آهي ۽ سکڻ ۾ مشغول ٿيڻ منسوخ ٿي چڪو. مسئلو:- شرعًا ڪو مرض متعدي نه ٿو ٿئي يعني هڪ شخص جو مرض بعينهٖ ٻئي ۾ نه ٿو پهچي وڃي، مادن جي فساد ۽ هوا وغيره جي زهريلي جزن جي اثر کان هڪ وقت ۾ گهڻن ئي ماڻهن کي هڪ قسم جا مرض ٿي سگهن ٿا، پر هر هڪ ۾ مرض جو حادث ٿيڻ الڳ آهي، ڪنهن جو مرض ڪنهن ٻئي ۾ نٿو پهچي.

ف٨٨ پنهنجي عيد جي طرف ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام کي ڇڏي ويا. پاڻ بُت خاني ۾ آيو.

ف٨٩ يعني ان کاڌي کي، جيڪو توهان جي اڳيان رکيل آهي. ٻُتن ان جو ڪو جواب نه ڏنو ۽ اهي جواب ئي ڪهڙو ڏين ها. پوءِ پاڻ فرمايائين

ف٩٠ ان تي به ٻُتن جي طرف کان ڪو جواب نه ٿيو، اهي بي جان پٿر هئا، جواب ڇا ڏين ها.

ف٩١ ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام ٻُتن کي ماري ماري ذرا ذرا ڪري ڇڏيو جڏهن ڪافرن کي ان جي خبر پئي.

ف٩٢ ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام کي چوڻ لڳا ته اسان ته انهن ٻُتن کي پوڄيندا آهيون، تون انهن کي ڀڃين ٿو.

ف٩٣ ته پوءِ پوڄڻ جو حقدار اهو آهي، نه بُت. اُن تي اُهي حيران ٿي ويا ۽ اُنهن کان ڪو جواب نهي نه آيو. ف٩٤ پٿر جي ٽيهه گز ڊگهي، ويهه گز ويڪري چار ديواري. پوءِ ان کي ڪاٺين سان ڀريو ۽ انهن کي باهه لڳايو ايستائين جو باهه زور ورتي. ف٩٥ حضرت ابراهيم عليه السلام کي ان باهه ۾ سلامت رکي ڪري. اهڙيءَ طرح باهه مان سلامت آيو. ف٩٦ هن دارالڪفر کان هجرت ڪري جتي وڃڻ جو منهنجو رب حڪم ڪري. ف٩٧ اهڙيءَ طرح پاڻ الله تعالى جي حڪم سان سرزمين شام جي مقدس زمين جي مقام تي پهتو ته پوءِ پاڻ پنهنجي رب کان دعا گهريائين. ف٩٨ يعني تنهنجي ذبح جو انتظام ڪري رهيو آهيان ۽ نبين سڳورن جو خواب حق ٿئي ٿو ۽ انهن جا فعل الله تعالى جي حڪم سان ٿيندا آهن. ف٩٩ هي پاڻ ان ڪري چيو هُئائين ته فرزند کي ذبح کان وحشت نه ٿئي ۽ امرِ الاهيءَ جي اطاعت جي لاءِ اهو رغبت سان تيار هجي. اهڙيءَ طرح ان فرزند ارجمند رضاءِ الاهي تي فدا ٿيڻ جو ڪمال شوق سان اظهار ڪيو. ف١٠٠ هي واقعو منا ۾ واقع ٿيو ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام فرزند جي نرڙيءَ (ڳچي) تي ڇُري هلائي، قدرتِ الاهي، جو ڇُري ڪجهه به ڪم نه ڪيو.

صَدَّقْتَ الرُّءْيَا ۚ اِنَّا كَذٰلِكَ نَجْزِي الْمُحْسِنِيْنَ ﴿١٠٥﴾ اِنَّ هٰذَا لَهُوَ

بيشڪ تو خواب سچو ڪري ڏيکاريو وا١٠١ اسان ايئن انعام ڏيندا آهيون چڱن کي. بيشڪ اهو روشن

الْبَلٰٓؤُا الْمُبِيْنُ ﴿١٠٦﴾ وَفَدَيْنٰهُ بِذِبْحٍ عَظِيْمٍ ﴿١٠٧﴾ وَتَرَكْنَا عَلَيْهِ فِي الْاٰخِرِيْنَ ﴿١٠٨﴾

امتحان هو ۽ اسان هڪ وڏو ذبيحو ان جي فديي ۾ ڏيئي ان کي بچائي ورتو و١٠٢ ۽ اسان پوين ۾ ان جي

سَلٰمٌ عَلٰٓى اِبْرٰهِيْمَ ﴿١٠٩﴾ كَذٰلِكَ نَجْزِي الْمُحْسِنِيْنَ ﴿١١٠﴾ اِنَّهٗ مِنْ

تعريف باقي رکي. سلام هجي ابراهيم تي. و١٠٣ اسان ايئن ئي انعام ڏيندا آهيون نيڪن کي.

عِبَادِنَا الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿١١١﴾ وَبَشَّرْنٰهُ بِاِسْحٰقَ نَبِيًّا مِّنَ الصّٰلِحِيْنَ ﴿١١٢﴾

بيشڪ اهو اسان جي اعلیٰ درجي جي ڪامل ايمان وارن ٻانهن مان آهي ۽ اسان ان کي خوشخبري ڏني اسحٰق جي جيڪو نبي خاص اسان جي

وَبٰرَكْنَا عَلَيْهِ وَعَلٰٓى اِسْحٰقَ ؕ وَمِنْ ذُرِّيَّتِهِمَا مُحْسِنٌ وَّظَالِمٌ

قرب جي لائقن مان آهي. و١٠٤ ۽ اسان برڪت لاٿي ان تي ۽ اسحاق تي و١٠٥ ۽ انهن جي اولاد ۾ ڪو نيڪوڪار و١٠٦ ۽ ڪو

لِّنَفْسِهٖ مُبِيْنٌ ﴿١١٣﴾ وَلَقَدْ مَنَنَّا عَلٰى مُوْسٰى وَهٰرُوْنَ ﴿١١٤﴾

پنهنجي پاڻ تي صريح ظلم ڪرڻ وارو آهي. و١٠٧ ۽ بيشڪ اسان موسیٰ ۽ هارون تي احسان فرمايو و١٠٨

وَنَجَّيْنٰهُمَا وَقَوْمَهُمَا مِنَ الْكَرْبِ الْعَظِيْمِ ﴿١١٥﴾ وَنَصَرْنٰهُمْ فَكَانُوْا

۽ هنن ٻنهي کي ۽ انهن جي قوم و١٠٩ کي وڏي سختي کان ڇوٽڪارو بخشيو. و١١٠ ۽ انهن جي اسان مدد فرمائي و١١١ پوءِ اهي ئي

هُمُ الْغٰلِبِيْنَ ﴿١١٦﴾ وَاٰتَيْنٰهُمَا الْكِتٰبَ الْمُسْتَبِيْنَ ﴿١١٧﴾ وَهَدَيْنٰهُمَا

غالب ٿيا. و١١٢ ۽ اسان انهن ٻنهي کي روشن ڪتاب عطا فرمايو و١١٣ ۽ انهن کي سڌي واٽ ڏيکاري

الصِّرَاطَ الْمُسْتَقِيْمَ ﴿١١٨﴾ وَتَرَكْنَا عَلَيْهِمَا فِي الْاٰخِرِيْنَ ﴿١١٩﴾ سَلٰمٌ عَلٰى

سو ۽ پوين ۾ انهن جي تعريف باقي رکي سون. سلام هجي

مُوْسٰى وَهٰرُوْنَ ﴿١٢٠﴾ اِنَّا كَذٰلِكَ نَجْزِي الْمُحْسِنِيْنَ ﴿١٢١﴾ اِنَّهُمَا مِنْ

موسیٰ ۽ هارون تي. بيشڪ اسان ائين ئي انعام ڏيندا آهيون نيڪن کي. بيشڪ اهي ٻئي اسان جي اعلیٰ

عِبَادِنَا الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿١٢٢﴾ وَاِنَّ اِلْيَاسَ لَمِنَ الْمُرْسَلِيْنَ ﴿١٢٣﴾ اِذْ قَالَ لِقَوْمِهٖٓ

درجي جي ڪامل ايمان وارن ٻانهن مان آهن. ۽ بيشڪ الياس پيغمبرن مان آهي و١١٤ جڏهن ان پنهنجي قوم کي فرمايو

اَلَا تَتَّقُوْنَ ﴿١٢٤﴾ اَتَدْعُوْنَ بَعْلًا وَّتَذَرُوْنَ اَحْسَنَ الْخٰلِقِيْنَ ﴿١٢٥﴾ اللّٰهَ

ڇا توهان ڊڄو نٿا و١١٥ ڇا بعل جي پوڄا ڪريو ٿا ۽ ڇڏي ڏيو ٿا سڀ کان سٺي پيدا ڪرڻ واري الله کي جيڪو رب آهي



و١٠١ اطاعت ۽ فرمانبرداري ڪمال کي پهچائي ڇڏيئي، فرزند کي ذبح جي لاءِ افسوس ۽ حسرت کان سواءِ پيش ڪيئي. بس هاڻي ايترو ڪافي آهي.

و١٠٢ هن ۾ اختلاف آهي ته اهو فرزند حضرت اسمٰعيل آهي يا حضرت اسحاق عليهما السلام، پر دليلن جي قوت هي ئي ٻڌائي ٿي ته ذبيح حضرت اسماعيل عليه السلام ئي آهي ۽ فديي ۾ جنت مان ٻڪري موڪلي وئي هئي، جنهن کي حضرت ابراهيم عليه السلام ذبح فرمايو.

و١٠٣ اسان جي طرف کان.

و١٠٤ ذبح جي واقعي کان پوءِ حضرت اسحاق جي خوشخبري هن جو دليل آهي ته ذبيح حضرت اسماعيل عليه السلام آهي.

و١٠٥ هر قسم جي برڪت ديني ۽ دنيوي ۽ ظاهري برڪت هيءَ آهي ته حضرت ابراهيم عليه السلام جي اولاد ۾ گهڻائي ڪئي سون ۽ حضرت اسحٰق عليه السلام جي نسل مان گهڻا نبي سڳورا ڪيا سون. حضرت يعقوب عليه السلام کان وٺي حضرت عيسیٰ عليه السلام تائين

و١٠٦ يعني مؤمن.

و١٠٧ يعني ڪافر.

فائدو:- هن مان معلوم ٿيو ته ڪنهن پيءُ جي گهڻن فضيلتن وارو هجڻ سان اولاد جو ڀلارو ٿيڻ هجڻ لازم نه آهي. هي الله تعالیٰ جا نشان آهن، ڪڏهن نيڪ مان نيڪ پيدا ڪري ٿو، ڪڏهن بُري مان بُرو. ڪڏهن بُري مان چڱو. نه اولاد جو بُرو هجڻ ابن ڏاڏن جي لاءِ عيب هجي، نه ابن ڏاڏن جي ڀلائي اولاد جي لاءِ.

و١٠٨ جو انهن کي نبوت ۽ رسالت عنايت فرمائي.

و١٠٩ يعني بني اسرائيل.

و١١٠ جو فرعون ۽ فرعونين جي ظلمن کان ڇوٽڪارو ڏنو.

و١١١ قبطين جي مقابلي ۾.

و١١٢ فرعون ۽ سندس قوم تي.

و١١٣ جنهن جو بيان بليغ ۽ اهو حدن ۽ حڪمن وغيره جو جامع آهي، هن ڪتاب مان مراد توريت شريف آهي.

و١١٤ جيڪو بعلبڪ ۽ ان جي پاسن جي ماڻهن جي طرف مبعوث ٿيو.

و١١٥ يعني ڇا توهان کي الله تعالیٰ جو خوف نه آهي.

و١١٦ بعل انهن جي بُت جو نالو هو، جيڪو سون جو ٺهيل هو. ان جي ڊيگهه ويهه گز هئي، چار وات هئس، ان جي گهڻي تعظيم ڪندا هئا. جنهن جاءِ ۾ اهو هو، ان جڳهه جو نالو بڪ هو، ان ڪري بعلبڪ مرڪب ٿيو هي شام جي شهرن ۾ آهي.

رَبَّكُمْ وَرَبَّ اٰبَآئِكُمُ الْاَوَّلِيْنَ ﴿١٢٦﴾ فَكَذَّبُوْهُ فَاِنَّهُمْ لَمُحْضَرُوْنَ ﴿١٢٧﴾

توهان جو ۽ توهان جي اڳين ابن ڏاڏن جو [117] پوءِ انهن ان کي ڪوڙو سمجهيو، پوءِ اهي ضرور پڪڙيا ويندا [118]

اِلَّا عِبَادَ اللّٰهِ الْمُخْلَصِيْنَ ﴿١٢٨﴾ وَتَرَكْنَا عَلَيْهِ فِي الْاٰخِرِيْنَ ﴿١٢٩﴾

مگر الله جا چونڊيل ٻانها [119] ۽ اسان پوين ۾ ان جي تعريف باقي رکي

سَلٰمٌ عَلٰٓى اِلْ يَاسِيْنَ ﴿١٣٠﴾ اِنَّا كَذٰلِكَ نَجْزِي الْمُحْسِنِيْنَ ﴿١٣١﴾ اِنَّهٗ

سلام هجي الياس تي. بيشڪ اسان ايئن ئي انعام ڏيندا آهيون نيڪن کي. بيشڪ اهو اسان جي

مِنْ عِبَادِنَا الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿١٣٢﴾ وَاِنَّ لُوْطًا لَّمِنَ الْمُرْسَلِيْنَ ﴿١٣٣﴾ اِذْ

اعلیٰ درجي جي ڪامل ايمان وارن ٻانهن مان آهي ۽ بيشڪ لوط پيغمبرن مان آهي. جڏهن اسان ان کي

نَجَّيْنٰهُ وَاَهْلَهٗٓ اَجْمَعِيْنَ ﴿١٣٤﴾ اِلَّا عَجُوْزًا فِي الْغٰبِرِيْنَ ﴿١٣٥﴾ ثُمَّ

۽ ان جي سمورن گهروارن کي ڇوٽڪارو بخشيو. مگر هڪ پوڙهي جيڪا رهجي ويندڙن ۾ هئي [120] پوءِ ٻين کي

دَمَّرْنَا الْاٰخَرِيْنَ ﴿١٣٦﴾ وَاِنَّكُمْ لَتَمُرُّوْنَ عَلَيْهِمْ مُّصْبِحِيْنَ ﴿١٣٧﴾ وَبِالَّيْلِ

اسان هلاڪ فرمائي ڇڏيو [121] ۽ بيشڪ توهان [122] انهن تي لنگهندا آهيو صبح جو ۽ رات جي وقت ۾ [123]

اَفَلَا تَعْقِلُوْنَ ﴿١٣٨﴾ وَاِنَّ يُوْنُسَ لَمِنَ الْمُرْسَلِيْنَ ﴿١٣٩﴾ اِذْ اَبَقَ اِلَى

پوءِ ڇا توهان کي عقل نه آهي [124] ۽ بيشڪ يونس پيغمبرن مان آهي. جڏهن جو ڀريل

الْفُلْكِ الْمَشْحُوْنِ ﴿١٤٠﴾ فَسَاهَمَ فَكَانَ مِنَ الْمُدْحَضِيْنَ ﴿١٤١﴾ فَالْتَقَمَهُ

ٻيڙيءَ جي طرف نڪري ويو [125]. پوءِ ڪُڻو وڌائين ته هٽايلن مان ٿي پيو. پوءِ ان کي مڇيءَ لقمو

الْحُوْتُ وَهُوَ مُلِيْمٌ ﴿١٤٢﴾ فَلَوْلَآ اَنَّهٗ كَانَ مِنَ الْمُسَبِّحِيْنَ ﴿١٤٣﴾ لَلَبِثَ

بنايو ۽ اهو پنهنجي پاڻ کي ملامت ڪري رهيو هو [126] پوءِ جيڪڏهن اهو پاڪائي بيان ڪندڙ نه هجي ها. [127]

فِيْ بَطْنِهٖٓ اِلٰى يَوْمِ يُبْعَثُوْنَ ﴿١٤٤﴾ فَنَبَذْنٰهُ بِالْعَرَآءِ وَهُوَ سَقِيْمٌ ﴿١٤٥﴾

ته ضرور ان جي پيٽ ۾ رهي ها ماڻهن کي اٿاريو وڃڻ واري ڏينهن تائين [128]. پوءِ اسان ان کي [129] ميدان تي ڦٽي ڪيو ۽ اهو بيمار هو. [130]

وَاَنْۢبَتْنَا عَلَيْهِ شَجَرَةً مِّنْ يَّقْطِيْنٍ ﴿١٤٦﴾ وَاَرْسَلْنٰهُ اِلٰى مِائَةِ اَلْفٍ

۽ اسان ان تي [131] ڪدوءَ جو وڻ ڄمايو. [132] ۽ اسان ان کي [133] لک ماڻهن جي طرف موڪليو، بلڪ

اَوْ يَزِيْدُوْنَ ﴿١٤٧﴾ فَاٰمَنُوْا فَمَتَّعْنٰهُمْ اِلٰى حِيْنٍ ﴿١٤٨﴾ فَاسْتَفْتِهِمْ اَلِرَبِّكَ

نه ياده ڏي. پوءِ اهي ايمان آندو [134] پوءِ اسان انهن کي هڪ ڄاڻايل وقت تائين نفعو وٺڻ ڏنو. [135] پوءِ انهن کان پڇ ڇا توهان جي رب جي وسطي



ع ٢٥ / ٨ — النصف

[117] ان جي عبادت ڇڏيو ٿا.

[118] جهنم ۾.

[119] يعني ان قوم مان الله تعالیٰ جا برگزيده ٻانها جن حضرت الياس عليه السلام تي ايمان آندو. انهن عذاب کان ڇوٽڪارو پاتو.

[120] عذاب جي اندر.

[121] يعني حضرت لوط عليه السلام جي قوم جي ڪافرن کي.

[122] اي مڪي وارؤ!.

[123] يعني پنهنجن سفرن ۾ ڏينهن رات توهان انهن جي نشانن ۽ منزلن تان لنگهو ٿا.

[124] جو انهن مان عبرت حاصل ڪريو.

[125] حضرت ابن عباس ۽ وهب جو قول آهي ته حضرت يونس عليه السلام پنهنجي قوم سان عذاب جو واعدو ڪيو هو. ان ۾ دير ٿي ته پوءِ پاڻ انهن کان لڪي نڪري ويو ۽ پاڻ دريائي سفر جو ارادو ڪيائين. ٻيڙي ۾ سوار ٿيو، درياءَ جي وچ ۾ ٻيڙي بيهجي وئي ۽ ان جي بيهڻ جو ڪو ظاهري سبب موجود نه هو. ملاحن چيو ته هن ٻيڙيءَ ۾ پنهنجي مولیٰ کان ڀڳل ڪو غلام آهي. ڪُڻي وجهڻ سان ظاهر ٿي پوندو. ڪُڻو وڌو ويو ته سندس ئي نالو نڪتو. پوءِ پاڻ فرمايو ته مان ئي اهو غلام آهيان ۽ ڪيس پاڻيءَ ۾ اڇلايو ويو، ڇو ته دستور اهو ئي هو ته جيستائين ڀڳل غلام درياءَ ۾ ٻوڙيو نه وڃي اوستائين ٻيڙي نه هلندي هئي.

[126] نڪرڻ ۾ جو جلدي ڪيم ۽ قوم کان جدا ٿيڻ ۾ امرِ الاهي جو انتظار نه ڪيم.

[127] يعني ذڪرِ الاهي جي ڪثرت ڪرڻ وارو ۽ مڇيءَ جي پيٽ ۾ لَآ اِلٰهَ اِلَّآ اَنْتَ سُبْحٰنَكَ اِنِّيْ كُنْتُ مِنَ الظّٰلِمِيْنَ پڙهڻ وارو.

[128] يعني قيامت جي ڏينهن تائين.

[129] مڇيءَ جي پيٽ مان ڪڍي ڪري، انهيءَ ڏينهن يا ٽن يا ستن يا چاليهن ڏينهن کان پوءِ.

[130] يعني مڇيءَ جي پيٽ ۾ رهڻ جي ڪري پاڻ اهڙو ضعيف ڪمزور ۽ نازڪ ٿي ويو هو، جيئن ٻار پيدائش جي وقت ٿئي ٿو. جسم جي کل نرم ٿي وئي هئي، بدن تي ڪو وار باقي نه رهيو هو.

[131] ڇانو ڪرڻ ۽ مکين کان محفوظ رکڻ جي لاءِ.

[132] ڪدوءَ جي ول ٿيندي آهي جيڪا زمين تي پکڙجي ٿي، مگر هي سندس معجزو هو جو هي ڪدوءَ جو وڻ قد وارن وڻن وانگر شاخ رکندڙ هيو ان جي وڏن وڏن پنن جي ڇانوَ ۾ پاڻ آرام ڪندو هو ۽ حڪمِ الاهي سان روزانو هڪ ٻڪري ايندي هئي ۽ پنهنجو ٿڃ نبي سڳوري جي مبارڪ وات ۾ ڏيئي ڪيس صبح وشام ڪير پياري ويندي هئي ايستائين جو جسم مبارڪ جي کل مبارڪ محفوظ ٿي ۽ پنهنجي وقت تي وار ڄميا ۽ جسم مبارڪ ۾ توانائي آئي. [133] اڳي وانگر سرزمين موصل ۾ نينوي قوم جي. [134] عذاب جا نشان ڏسي ڪري (هن جو بيان يونس سورت جي ڏهين رڪوع ۾ گذري چڪو آهي، جڏهن ته انبياء سورت جي ڇهين رڪوع ۾ به اچي چڪو آهي).

[135] يعني سندن آخري عمر تائين انهن کي آرام سان رکيوسين. هن واقعي جي بيان فرمائڻ کان پوءِ الله تعالیٰ پنهنجي حبيبِ اڪرم محبوب محمد مصطفیٰ صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کي فرمائي ٿو ته توهان مڪي جي ڪافرن کان بعث جي انڪار جو سبب معلوم ڪريو. اهڙيءَ طرح ارشاد فرمائي ٿو.

الْبَنَاتُ وَلَهُمُ الْبَنُونَ ﴿١٤٩﴾ أَمْ خَلَقْنَا الْمَلَائِكَةَ إِنَاثًا وَهُمْ

ڌيئرون آهن ۽ انهن جي واسطي پٽ ف١٣٦ يا اسان ملائڪن کي عورتون ڪري پيدا ڪيو ۽ اهي حاضر هُئا

شَاهِدُونَ ﴿١٥٠﴾ أَلَا إِنَّهُمْ مِنْ إِفْكِهِمْ لَيَقُولُونَ ﴿١٥١﴾ وَلَدَ اللَّهُ وَإِنَّهُمْ

ف١٣٨ . ٻُڌو ٿا ! بيشڪ اهي پنهنجي طرف کان بهتان مڙهن ٿا. جو الله کي اولاد آهي ۽ بيشڪ ضرور اهي

لَكَاذِبُونَ ﴿١٥٢﴾ أَصْطَفَى الْبَنَاتِ عَلَى الْبَنِينَ ﴿١٥٣﴾ مَا لَكُمْ كَيْفَ

ڪوڙا آ چا انهيءَ ڌيئرون پسند ڪيون پٽن کي ڇڏي. توهان کي ڇا ٿيو ڪهڙو فيصلو ٿا ڪيو

تَحْكُمُونَ ﴿١٥٤﴾ أَفَلَا تَذَكَّرُونَ ﴿١٥٥﴾ أَمْ لَكُمْ سُلْطَانٌ مُبِينٌ ﴿١٥٦﴾ فَأْتُوا

ف١٣٩ . پوءِ ڇا ڌيان نہ ٿا ڏيو ف١٤٠ يا توهان جي واسطي ڪو کليل دليل آهي. پوءِ پنهنجو ڪتاب

بِكِتَابِكُمْ إِنْ كُنْتُمْ صَادِقِينَ ﴿١٥٧﴾ وَجَعَلُوا بَيْنَهُ وَبَيْنَ الْجِنَّةِ نَسَبًا

آڻيو ف١٤١ جيڪڏهن توهان سچا آهيو ۽ ان ۾ ۽ جنن ۾ رشتو ٺاهيائون ف١٤٢ ۽ بيشڪ جنن کي

وَلَقَدْ عَلِمَتِ الْجِنَّةُ إِنَّهُمْ لَمُحْضَرُونَ ﴿١٥٨﴾ سُبْحَانَ اللَّهِ عَمَّا يَصِفُونَ ﴿١٥٩﴾

معلوم آهي تہ اهي ف١٤٣ ضرور حاضر ڪيا ويندا . ف١٤٤ الله جي پاڪائي آهي انهن ڳالهين کان جيڪي اهي بيان ڪن ٿا.

إِلَّا عِبَادَ اللَّهِ الْمُخْلَصِينَ ﴿١٦٠﴾ فَإِنَّكُمْ وَمَا تَعْبُدُونَ ﴿١٦١﴾ مَا أَنْتُمْ

مگر الله جا چونڊيل ٻانها ف١٤٥ پوءِ توهان ۽ جن کي توهان الله کان سواءِ پوڄيندا آهيو . ف١٤٦ ان جي خلاف توهان

عَلَيْهِ بِفَاتِنِينَ ﴿١٦٢﴾ إِلَّا مَنْ هُوَ صَالِ الْجَحِيمِ ﴿١٦٣﴾ وَمَا مِنَّا إِلَّا لَهُ

ڪنهن کي ڀٽڪائڻ وارا نہ آهيو ف١٤٧ مگر ان کي جيڪو ٻرندڙ باھ ۾ وڃڻ وارو آهي . ف١٤٨ ۽ ملائڪ چون ٿا اسان ۾

مَقَامٌ مَعْلُومٌ ﴿١٦٤﴾ وَإِنَّا لَنَحْنُ الصَّافُّونَ ﴿١٦٥﴾ وَإِنَّا لَنَحْنُ الْمُسَبِّحُونَ ﴿١٦٦﴾

هر هڪ جو هڪ معلوم مقام آهي ف١٤٩ بيشڪ اسان ان پر قيلا ٻو حڪم جا منتظر آهيون. ۽ بيشڪ اسان ان جي پاڪائي بيان ڪرڻ وارا

وَإِنْ كَانُوا لَيَقُولُونَ ﴿١٦٧﴾ لَوْ أَنَّ عِنْدَنَا ذِكْرًا مِنَ الْأَوَّلِينَ ﴿١٦٨﴾

آهيون ۽ بيشڪ اهي چوندا هُئا ف١٥٠ . جيڪڏهن اسان وٽ اڳين جي ڪا نصيحت هجي ها ف١٥١ . تہ

لَكُنَّا عِبَادَ اللَّهِ الْمُخْلَصِينَ ﴿١٦٩﴾ فَكَفَرُوا بِهِ فَسَوْفَ يَعْلَمُونَ ﴿١٧٠﴾

ضرور اسان الله جا چونڊيل ٻانها هجون ها . ف١٥٢ پوءِ ان جا انڪاري ٿيا ، پوءِ عنقريب معلوم ڪري وٺندا ف١٥٣

وَلَقَدْ سَبَقَتْ كَلِمَتُنَا لِعِبَادِنَا الْمُرْسَلِينَ ﴿١٧١﴾ إِنَّهُمْ لَهُمُ الْمَنْصُورُونَ ﴿١٧٢﴾

۽ بيشڪ اسان جو ڪلام اڳ ۾ ٿي چڪو آهي اسان جي موڪليل ٻانهن جي واسطي . تہ بيشڪ انهن (رسولن) جي مدد ٿيندي



ف١٣٦ جيئن جهينہ ۽ بني سلمہ وغيره ڪافرن جو عقيدو آهي تہ ملائڪ خدا جون ڌيئرون آهن . ف١٣٧ يعني پنهنجي لاءِ تہ ڌيئرون پسند نہ ٿا ڪن ، خراب ڄاڻن ٿا ۽ ورعي اهڙي شيءِ کي خدا جي طرف منسوب ڪن ٿا . ف١٣٨ ڏسي رهيا هُئا . ڇو اهڙيون بيهوديون ڳالهيون ڪن ٿا . ف١٣٩ فاسد ۽ باطل . ف١٤٠ ۽ اِيترو نہ ٿا سمجهو تہ الله تعالىٰ اولاد کان پاڪ ۽ منزه آهي . ف١٤١ جنهن ۾ اها سَنَد هجي . ف١٤٢ جيئن ڪن مُشرڪن چيو هو تہ الله تعالىٰ جنن ۾ شادي ڪئي ، ان مان ملائڪ پيدا ٿيا . (معاذالله) ڪهڙي نہ وڏي ڪفر جا مرتڪب ٿيا . ف١٤٣ يعني ان بيهوده ڳالهہ چوڻ وارا . ف١٤٤ جهنم ۾ عذاب جي لاءِ . ف١٤٥ ايماندار الله تعالىٰ جي پاڪائي بيان ڪن ٿا انهن سڀني ڳالهين کان جيڪي ڪافر اجايون چون ٿا . ف١٤٦ يعني توهان جا بُت سمورا ۽ اهي . ف١٤٧ گمراھ نہ ٿا ڪري سگهو . ف١٤٨ جنهن جي قسمت ۾ ئي هي آهي تہ اهو پنهنجي بُري ڪردار جي ڪري جهنم جو حقدار ٿئي . ف١٤٩ جنهن ۾ پنهنجي رب جي عبادت ڪري ٿو . حضرت ابن عباس رضی الله تعالىٰ عنهما فرمايو تہ آسمانن ۾ گراٺ جيتري بہ اهڙي جاءِ نہ آهي ، جنهن ۾ ڪو ملائڪ نماز نہ پڙهند و هجي يا تسبيح نہ ڪندو هجي . ف١٥٠ يعني مڪہ مڪرمہ جا ڪافر ۽ مُشرڪ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي تشريف آوري کان اڳ چوندا هُئا تہ . ف١٥١ ڪو ڪتاب ملي ها . ف١٥٢ ان جي اطاعت ڪريون ها ۽ اخلاص سان عبادت بجا آڻيون ها . پوءِ جڏهن سڀني ڪتابن کان افضل ۽ اشرف معجز (عاجز ڪرڻ وارو) ڪتاب انهن کي مليو يعني قرآن پاڪ نازل ٿيو . ف١٥٣ پنهنجي ڪفر جو انجام .

وَاِنَّ جُنْدَنَا لَهُمُ الْغٰلِبُوْنَ ﴿۱۷۳﴾ فَتَوَلَّ عَنْهُمْ حَتّٰى حِيْنٍ ﴿۱۷۴﴾ وَّاَبْصِرْهُمْ

۽ بيشڪ اسان جو ئي لشڪر غالب ايندو وَ۱۵۴ پوءِ هڪ وقت تائين تون انهن کان مُنهن ڦيري ڇڏ وَ۱۵۵ ۽ انهن کي ڏسندو

فَسَوْفَ يُبْصِرُوْنَ ﴿۱۷۵﴾ اَفَبِعَذَابِنَا يَسْتَعْجِلُوْنَ ﴿۱۷۶﴾ فَاِذَا نَزَلَ بِسَاحَتِهِمْ

جو عنقريب اهي ڏسي وٺندا وَ۱۵۶ . پوءِ ڇا اسان جي عذاب جي جلدي ڪن ٿا . پوءِ جڏهن انهن جي اڱڻ تي لهندو ته ڏهن

فَسَآءَ صَبَاحُ الْمُنْذَرِيْنَ ﴿۱۷۷﴾ وَتَوَلَّ عَنْهُمْ حَتّٰى حِيْنٍ ﴿۱۷۸﴾ وَّاَبْصِرْ

ڊيڄاريلن جي صبح ڪهڙي نه بري هوندي ۰ ۽ هڪ وقت تائين انهن کان مُنهن ڦيري ڇڏ . ۽ انتظار ڪر

فَسَوْفَ يُبْصِرُوْنَ ﴿۱۷۹﴾ سُبْحٰنَ رَبِّكَ رَبِّ الْعِزَّةِ عَمَّا يَصِفُوْنَ ﴿۱۸۰﴾

ته عنقريب اهي ڏسي وٺندا ۰ پاڪائي آهي تنهنجي رب عزت واري رب جي انهن جي ڳالهين کان . وَ۱۵۷

وَسَلٰمٌ عَلَى الْمُرْسَلِيْنَ ﴿۱۸۱﴾ وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿۱۸۲﴾

۽ سلام هجي پيغمبرن تي وَ۱۵۸ ۽ سموريون خوبيون الله جي واسطي جيڪو سمورن جهانن جو رب آهي.

سُوْرَةُ صٓ مَكِّيَّةٌ ۳۸ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ — اٰيَاتُهَا ۸۸ رُكُوْعَاتُهَا ۵

سورة صٓ مڪي آهي ان ۾ الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) وَ۱ ان ۾ اٺاسي آيتون پنج رڪوع آهن

صٓ وَالْقُرْاٰنِ ذِى الذِّكْرِ ﴿۱﴾ بَلِ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا فِىْ عِزَّةٍ وَّشِقَاقٍ ﴿۲﴾

هن شرف واري قرآن جو قسم . وَ۲ مگر ڪافر وڏائي ۽ ضد ۾ پيل آهن وَ۳ .

كَمْ اَهْلَكْنَا مِنْ قَبْلِهِمْ مِّنْ قَرْنٍ فَنَادَوْا وَّلَاتَ حِيْنَ مَنَاصٍ ﴿۳﴾

اسان انهن کان اڳ ڪيتريون قومون تباهه ڪري ڇڏيون وَ۴ پوءِ انهن دانهون ڪيون وَ۵ ۽ اهو ڇُٽڻ جو وقت نه هو . وَ۶

وَعَجِبُوْٓا اَنْ جَآءَهُمْ مُّنْذِرٌ مِّنْهُمْ وَقَالَ الْكٰفِرُوْنَ هٰذَا سٰحِرٌ كَذَّابٌ ﴿۴﴾

۽ انهن کي هن ڳالهه تي حيرت ٿي ته انهن وٽ انهن مان هڪڙو ڊيڄاريندڙ تشريف وٺي آيو وَ۷ ۽ ڪافر چيو هي جادوگر آهي ڏاڍو ڪوڙو .

اَجَعَلَ الْاٰلِهَةَ اِلٰهًا وَّاحِدًا اِنَّ هٰذَا لَشَىْءٌ عُجَابٌ ﴿۵﴾ وَانْطَلَقَ الْمَلَاُ

ڇا ان گهڻن خدائن کي هڪڙو خدا ڪري ڇڏيو بيشڪ هيءَ عجيب ڳالهه آهي وَ۸ ۽ انهن جا سردار روانا ٿيا

مِنْهُمْ اَنِ امْشُوْا وَاصْبِرُوْا عَلٰٓى اٰلِهَتِكُمْ اِنَّ هٰذَا لَشَىْءٌ يُّرَادُ ﴿۶﴾

وَ۹ ته هن وٽان ڇڏي هلو ۽ پنهنجي خدائن تي مضبوطي سان قائم رهو بيشڪ ان ۾ انهيءَ جو ڪو مطلب آهي .

مَا سَمِعْنَا بِهٰذَا فِى الْمِلَّةِ الْاٰخِرَةِ اِنْ هٰذَآ اِلَّا اخْتِلَاقٌ ﴿۷﴾ ءَاُنْزِلَ

هيءَ ته اسان سڀ کان پوئين دين (نصرانيت) ۾ به نه ٻڌو وَ۱۰ هي ته نئين من گهڙت آهي . ڇا انهيءَ تي ئي



وَ۱۵۴ يعني ايمان وارا .

وَ۱۵۵ جيستائين توهان کي انهن سان قتال ڪرڻ جو حڪم ڏنو وڃي .

وَ۱۵۶ نموني نموني جا عذاب دُنيا ۽ آخرت ۾ جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي ته ڪافرن مسخري ۽ ٺٺولي جي طور چيو ته هي عذاب ڪڏهن نازل ٿيندو . ان جي جواب ۾ ايندڙ آيت نازل ٿي .

وَ۱۵۷ جيڪي ڪافران جي شان ۾ چون ٿا ۽ ان جي لاءِ شريڪ ۽ اولاد ٻڌائن ٿا .

وَ۱۵۸ جن الله عزّ وجلّ جي طرف کان توحيد ۽ شريعت جا احڪام پهچايا . انساني مرتبن ۾ سڀ کان اعلىٰ مرتبو هي آهي ته خود ڪامل هجي ۽ ٻين جي تڪميل ڪري . اهو شان نبين سڳورن جو آهي ته پوءِ هر هڪ تي انهن سڳورن جي تابعداري ۽ انهن جي پيروي لازم آهي ...

ع ۵ ۴۴ ۹

وَ۱ سُوْرَةُ صٓ جونالو سورة داؤد به آهي ، هيءَ سورة مڪي آهي ، هن ۾ پنج رڪوع ، اٺاسي آيتون ، ست سؤ ٽيهه ڪلما ۽ ٽي هزار ستهٺ حرف آهن .

وَ۲ جيڪو شرف وارو آهي ته اهو ڪلام معجز آهي .

وَ۳ ۽ حضور پُرنور محبوب نبي ڪريم صاحبِ لولاڪ صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن سان دُشمني رکن ٿا ان ڪري حق جو اعتراف نه ٿا ڪن .

وَ۴ يعني سندن قوم کان اڳ ڪيتريون امتون هلاڪ ڪري ڇڏيون انهيءَ تڪبر ۽ نبين سڳورن جي مخالفت جي ڪري .

وَ۵ يعني عذاب جي نزول جي وقت انهن فرياد ڪئي .

وَ۶ جو ڇوٽڪارو لهي سگهن ها . ان وقت جي فريا د بيڪار هئي . مڪي جي ڪافرن انهن جي حال کان عبرت حاصل نه ڪئي .

وَ۷ يعني محبوب سيدعالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم .

وَ۸ شانِ نزول :- جڏهن حضرت عمر رضي الله تعالىٰ عنه اسلام آندو ته مسلمانن کي خوشي ٿي ۽ ڪافرن کي نهايت ڏک ٿيو . وليد بن مغيره قريش جي رئيس ۽ اڳواڻ پنجويهن جڻن کي گڏ ڪيو ۽ انهن کي ابوطالب وٽ وٺي آيو ۽ ان کي چيائون ته تون اسان جو سردار آهين ۽ بزرگ آهين . اسان تو وٽ هن ڪري آيا آهيون ته تون اسان ۽ پنهنجي ڀائٽي جي وچ ۾ فيصلو ڪرين . سندن جماعت جي ننڍي درجي جي ماڻهن جيڪو هنگامو قائم ڪري رکيو آهي ، اهو تون ڄاڻين ٿو . ابوطالب حضرت محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن کي سڏائي ڪري عرض ڪيو ته هي توهان جي قوم جا ماڻهو آهن ۽ توهان سان صلح چاهن ٿا ، توهان انهن جي طرف کان ٿورو به انحراف نه ڪجو . محبوب سيدِ عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن فرمايو ته هي مون کان ڇا گهُرن ٿا . انهن چيو ته اسان ايترو چاهيون ٿا ته توهان اسان کي ۽ اسان جي معبودن جي ذڪر کي ڇڏي ڏيو اسان توهان جي ۽ توهان جي معبود جي بدگوئي جي پويان نه ٿينداسون . حضور پُرنور محبوب عليه الصلوٰة والسلام جن فرمايو ته ڇا توهان هڪ ڪلمو قبول ڪري سگهو ٿا جنهن سان عرب ۽ عجم جا مالڪ ۽ حاڪم ٿي وڃو . ابوجهل چيو ته هڪ ته ڇا ! اسان ڏهه ڪلما قبول ڪري سگهون ٿا . محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن فرمايو ته چئو لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ . ان تي اهي ماڻهو اُٿي ويا ۽ چوڻ لڳا ته ڇا ان گهڻن خدائن جو هڪ خدا ڪري ڇڏيو ، ايتري گهڻي مخلوق جي لاءِ هڪ خدا ڪيئن ڪافي ٿي سگهي ٿو . وَ۹ ابوطالب جي مجلس کان ٻاهر هي چوندي . وَ۱۰ نصراني به ٽن خدائن جا قائل هُئا . هي ته هڪ خدا ٻڌائن ٿا .

عَلَيْهِ الذِّكْرُ مِنْ بَيْنِنَا ۭ بَلْ هُمْ فِيْ شَكٍّ مِّنْ ذِكْرِيْ ۚ بَلْ لَّمَّا

قرآن نازل ٿيو اسان سڀني مان ٿ١١ بلڪ اهي شڪ ۾ آهن منهنجي ڪتاب بابت ٿ١٢ بلڪ اڃان

يَذُوْقُوْا عَذَابِ ۝٨ۭ اَمْ عِنْدَهُمْ خَزَاۗىِٕنُ رَحْمَةِ رَبِّكَ الْعَزِيْزِ الْوَهَّابِ ۝٩ۚ

منهنجي سزا نه چکي اٿن. ٿ١٣ ڇا اهي توهان جي رب جي رحمت جا خزانچي آهن ٿ١٤ اهو عزت وارو گهڻو عطا فرمائيندڙ آهي. ٿ١٥

اَمْ لَهُمْ مُّلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَمَا بَيْنَهُمَا ۣ فَلْيَرْتَقُوْا فِي الْاَسْبَابِ ۝١٠

ڇا انهن جي واسطي آهي بادشاهي آسمانن ۽ زمين جي ۽ جو ڪجھ انهن جي وچ ۾ آهي پوءِ رسين ٽنگي چڙهي نه وڃن؟ ٿ١٦

جُنْدٌ مَّا هُنَالِكَ مَهْزُوْمٌ مِّنَ الْاَحْزَابِ ۝١١ كَذَّبَتْ قَبْلَهُمْ قَوْمُ نُوْحٍ

هي هڪ ذليل لشڪر آهي انهن لشڪرن مان جو ڀڄي ڀڄايو ويندو. ٿ١٧ انهن کان اڳ ۾ ڪوڙو ڄاتو ڇڪي نوح جي قوم

وَّعَادٌ وَّفِرْعَوْنُ ذُو الْاَوْتَادِ ۝١٢ۙ وَثَمُوْدُ وَقَوْمُ لُوْطٍ وَّاَصْحٰبُ

۽ عاد ۽ چوڪنيي ڪرڻ وارو فرعون ٿ١٨ ۽ ثمود ۽ لوط جي قوم ۽ ڦڙتي وارا ٿ١٩

لْــَٔيْكَةِ ۭ اُولٰۗىِٕكَ الْاَحْزَابُ ۝١٣ اِنْ كُلٌّ اِلَّا كَذَّبَ الرُّسُلَ فَحَقَّ

اهي آهن اُهي ٽولا ٿ٢٠ انهن مان ڪو به اهڙو نه آهي جن رسولن کي ڪوڙو نه سمجهيو هجي پوءِ منهنجو عذاب لازم ٿيو ٿ٢١

عِقَابِ ۝١٤ۧ وَمَا يَنْظُرُ هٰٓؤُلَاۗءِ اِلَّا صَيْحَةً وَّاحِدَةً مَّا لَهَا مِنْ فَوَاقٍ ۝١٥

۽ اهي انتظار نه ٿا ڪن مگر هڪڙي خوفناڪ آواز جو ٿ٢٢ جنهن کي ڪو به ڦيري نه تو سگهي ۽ چوڻ لڳا

وَقَالُوْا رَبَّنَا عَجِّلْ لَّنَا قِطَّنَا قَبْلَ يَوْمِ الْحِسَابِ ۝١٦ اِصْبِرْ عَلٰي مَا يَقُوْلُوْنَ

اي اسان جا رب اسان جو حصو اسان کي جلد ڏيئي ڇڏ حساب جي ڏينهن کان اڳ ٿ٢٣ تون انهن جي ڳالهين تي صبر ڪر

وَاذْكُرْ عَبْدَنَا دَاوٗدَ ذَا الْاَيْدِ ۚ اِنَّهٗٓ اَوَّابٌ ۝١٧ اِنَّا سَخَّرْنَا الْجِبَالَ مَعَهٗ

۽ اسان جي ٻانهي داؤد نعمتن واري کي ياد ڪر ٿ٢٤ بيشڪ اهو ڏاڍو رجوع ڪرڻ وارو آهي ٿ٢٥ بيشڪ اسان ان سان گڏ پهاڙ

يُسَبِّحْنَ بِالْعَشِيِّ وَالْاِشْرَاقِ ۝١٨ۙ وَالطَّيْرَ مَحْشُوْرَةً ۭ كُلٌّ لَّهٗٓ اَوَّابٌ ۝١٩ وَ

تابع فرمائي ڇڏيا جو تسبيح چوندا آهن ٿ٢٦ شام جو ۽ صبح جو. ٿ٢٧ ۽ پکي گڏ ڪيل ٿ٢٨ سڀ ان جا فرمانبردار هئا ٿ٢٩

شَدَدْنَا مُلْكَهٗ وَاٰتَيْنٰهُ الْحِكْمَةَ وَفَصْلَ الْخِطَابِ ۝٢٠ وَهَلْ اَتٰىكَ نَبَؤُا

۽ اسان ان جي بادشاهي کي مضبوط ڪيو ٿ٣٠ ۽ ان کي حڪمت ٿ٣١ ۽ فيصلو ڪندڙ قول عطا فرمايو ٿ٣٢ ڇا توکي انهن دعويٰ وارن جي

الْخَصْمِ ۘ اِذْ تَسَوَّرُوا الْمِحْرَابَ ۝٢١ۙ اِذْ دَخَلُوْا عَلٰي دَاوٗدَ فَفَزِعَ مِنْهُمْ

خبر آئي جڏهن پٽ ٽپي داؤد جي مسجد ۾ آيا ٿ٣٤. جڏهن اهي داؤد وٽ داخل ٿيا ته اهو انهن کان گهٻرائجي ويو



ٿ١١ مڪي وارن کي محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن جي نبوت جي منصب تي حسد آيو ۽ انهن هي چيو ته اسان ۾ شرف ۽ عزت وارا ماڻهو موجود هئا، انهن مان ڪنهن تي قرآن نه لٿو، خاص حضرت محبوب سيد الانبياء محمد مصطفيٰ (صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم) جن تي لٿو. ٿ١٢ ته ان جي آڻڻ وارا حضرت محبوب محمد مصطفيٰ صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن جي تڪذيب ڪن ٿا. ٿ١٣ جيڪڏهن منهنجو عذاب چکي وٺن ها ته اهو شڪ، تڪذيب ۽ حسد ڪجھ به باقي نه رهي ها ۽ محبوب حضرت پيغمبر ڪريم عليه الصلوٰة والسلام جي تصديق ڪن ها پر ان وقت جي تصديق فائدو ڏيندڙ نه ٿئي ها. ٿ١٤ ۽ ڇا نبوت جون چاٻيون انهن جي هٿ ۾ آهن، جنهن کي چاهن، ڏين. پنهنجو پاڻ کي ڇا ٿا سمجهن الله تعاليٰ ۽ ان جي مالڪيت کي نه ٿا ڄاڻن. ٿ١٥ حڪمت جي اقتضا مطابق جنهن کي جيڪو چاهي، عطا فرمائي. ان پنهنجي حبيب اڪرم محبوب محمد مصطفيٰ صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن کي نبوت عطا فرمائي ته پوءِ ڪنهن کي ان ۾ دخل ڏيڻ ۽ تڪرار ڪرڻ جي ڪهڙي مجال. ٿ١٦ ۽ اهڙو اختيار هجي ته پوءِ جنهن کي چاهن، وحي سان خاص ڪن ۽ جهان جي تدبير پنهنجي هٿ ۾ وٺن ۽ جڏهن اهو ڪجھ نه آهي ته پوءِ اُمورِ ربانيه ۽ تدابيرِ الاهيه ۾ دخل ڇو ڏين ٿا. انهن کي ان جو ڪهڙو حق آهي. ڪافرن کي هي جواب ڏيڻ کان پوءِ الله تبارڪ وتعاليٰ پنهنجي محبوب حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن سان نصرت ۽ مدد جو وعدو فرمايو آهي. ٿ١٧ يعني انهن قريشن جي جماعت انهن لشڪرن مان هڪ آهي، جيڪي پاڻ سڳورن کان اڳين نبي سڳورن جي مقابلي ۾ ٽولا ٽولا ٿي ايندا هئا ۽ زيادتيون ڪندا هئا ان سبب کان هلاڪ ڪيا ويا. الله تعاليٰ پنهنجي محبوب نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن کي خبر ڏني ته اهوئي حال انهن جو آهي، انهن کي به شڪست ٿيندي جهڙي طرح بدر ۾ واقع ٿي ان کان پوءِ الله تعاليٰ پنهنجي حبيب ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن جي دل مبارڪ جي تسڪين جي لاءِ اڳين نبين سڳورن ۽ انهن جي قومن جو ذڪر فرمايو. ٿ١٨ جيڪو ڪنهن تي غصو ڪندو هو ته ان کي لٽڪائي ان جا چارئي هٿ ۽ پير چئني طرفن کان ميخن ۾ ٻڌرائي ڇڏيندو هو، پوءِ ان کي مارائيندو هو ۽ ان تي قسم قسم جون سختيون ڪندو هو ٿ١٩ جيڪي شُعيب عليه السلام جي قوم مان هئا. ٿ٢٠ جيڪي نبين سڳورن جي مقابلي ۾ ٽولا ٿي ڪري آيا. مڪي جا مُشرڪ انهن ٽولن مان آهن. ٿ٢١ يعني انهن گذريل اُمتن جڏهن نبين سڳورن جي تڪذيب ڪئي ته انهن تي عذاب لازم ٿي ريو. پوءِ انهن ضعيفن جو ڪهڙو حال ٿيندو، جڏهن انهن تي عذاب لهندو. ٿ٢٢ يعني قيامت جي پهرين ڦوڪ جي، جيڪا انهن جي عذاب جو مقرر وقت آهي. ٿ٢٣ هي نضر بن حارث مسخري ڪان چيو هو ان تي الله تعاليٰ پنهنجي حبيب ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن کي فرمايو ته. ٿ٢٤ جنهن کي عبادت جي گهڻي قوت ڏني وئي هئي. سندس طريقو هي هو ته هڪ ڏينهن روزو رکندو هو، هڪ ڏينهن افطار ڪندو هو ۽ رات جي پهرين اڌ حصي ۾ عبادت ڪندو هو، ان کان پوءِ رات جو ٽيون حصو آرام ڪندو هو، پوءِ باقي ڇهون حصو عبادت ۾ گذاريندو هو. ٿ٢٥ پنهنجي رب جي طرف. ٿ٢٦ حضرت داؤد عليه السلام جي تسبيح سان گڏ. ٿ٢٧ هن آيت جي تفسير ۾ هي به چيو ويو آهي ته الله تعاليٰ حضرت داؤد عليه السلام جي لاءِ جبلن کي اهڙو تابع ڪيو هو، جو جتي پاڻ چاهيندا هو، وٺي ويندا هو (مدارڪ). ٿ٢٨ حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما کان روايت ٿيل آهي ته جڏهن حضرت داؤد عليه السلام تسبيح ڪندو هو ته جبل به ساڻس گڏ تسبيح ڪندا هئا ۽ پکي وٽس گڏ ٿي تسبيح ڪندا هئا. ٿ٢٩ جبل به ۽ پکي به. ٿ٣٠ فوج ۽ لشڪر جي گهڻائي عطا فرمائي. حضرت ابنِ عباس رضي الله تعاليٰ عنهما فرمايو ته ساري زمين جي بادشاهن ۾ حضرت داؤد عليه السلام جي سلطنت وڌي مضبوط ۽ بادشاهي مضبوط هئي. ڇٽيهه هزار مرد سندس محراب جي پهري تي مقرر هئا. ٿ٣١ يعني نبوت. ڪن مفسرن حڪمت جو تفسير عدل ڪيو آهي. ڪن ڪتاب الله جو علم، ڪن فقه ته ڪن سنت تفسير ڪيو آهي (جمل). ٿ٣٢ قول فيصل مان مُراد علم قضا آهي جيڪو حق ۽ باطل ۾ فرق ۽ تميز ڪري. ٿ٣٣ اي محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم. ٿ٣٤ هي اچڻ وارا مشهور قول مطابق ملائڪ هئا جيڪي حضرت داؤد عليه السلام جي آزمائش جي لاءِ آيا هئا.

قَالُوْا لَا تَخَفْ ۚ خَصْمٰنِ بَغٰى بَعْضُنَا عَلٰى بَعْضٍ فَاحْكُمْ بَيْنَنَا

انهن عرض ڪيو ته ڊڄ نه اسان ٻه ڌريون آهيون جو هڪڙي ٻي تي زيادتي ڪئي آهي ف۳۵ پوءِ تون اسان ۾ سچو فيصلو فرمائي ڇڏ

بِالْحَقِّ وَلَا تُشْطِطْ وَاهْدِنَآ اِلٰى سَوَآءِ الصِّرَاطِ ﴿۲۲﴾ اِنَّ هٰذَآ اَخِيْ ۫ لَهٗ

۽ حق جي ابتڙ نه ڪجان ۽ ف۳۶ ۽ اسان کي سڌي وات ٻڌاءِ بيشڪ هي مُنهنجو ڀاءُ آهي ف۳۷ ان وٽ نوانوي

تِسْعٌ وَّتِسْعُوْنَ نَعْجَةً وَّلِيَ نَعْجَةٌ وَّاحِدَةٌ ۫ فَقَالَ اَكْفِلْنِيْهَا وَعَزَّنِيْ

رڍون آهن ۽ مون وٽ هڪڙي رڍ، هاڻ اهو چوي ٿو ته اها به منهنجي حوالي ڪري ڇڏ ۽ مون تي ڳالهه ۾ ڏاڍو

فِي الْخِطَابِ ﴿۲۳﴾ قَالَ لَقَدْ ظَلَمَكَ بِسُؤَالِ نَعْجَتِكَ اِلٰى نِعَاجِهٖ ۭ وَاِنَّ

ٿو ورپريو اٿس. داؤد فرمايو بيشڪ هاڻ توسان زيادتي ڪري ٿو جو تنهنجي رڍ پنهنجي رڍن ۾ ملائڻ

كَثِيْرًا مِّنَ الْخُلَطَآءِ لَيَبْغِيْ بَعْضُهُمْ عَلٰى بَعْضٍ اِلَّا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا

گهري ٿو ۽ بيشڪ گهڻا شريڪ هڪ ٻئي تي زيادتي ڪندا آهن مگر جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا ف۴۰ ۽ اهي

وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ وَقَلِيْلٌ مَّا هُمْ ۭ وَظَنَّ دَاوٗدُ اَنَّمَا فَتَنّٰهُ فَاسْتَغْفَرَ

تمام ٿورا آهن ف۳۸ هاڻي داؤد سمجهيو ته اسان ان جو امتحان ورتو هو ف۳۹ پوءِ پنهنجي رب کان معافي گهريائين ۽ سجدي ۾

رَبَّهٗ وَخَرَّ رَاكِعًا وَّاَنَابَ ۩ ﴿۲۴﴾ فَغَفَرْنَا لَهٗ ذٰلِكَ ۭ وَاِنَّ لَهٗ عِنْدَنَا لَزُلْفٰى

ڪري پيو ف۴۰ ۽ رجوع ڪيائين پوءِ اسان ان کي معاف فرمايو ۽ بيشڪ ان جي واسطي اسان جي درگاه ۾ يقيناً قرب

وَحُسْنَ مَاٰبٍ ﴿۲۵﴾ يٰدَاوٗدُ اِنَّا جَعَلْنٰكَ خَلِيْفَةً فِي الْاَرْضِ فَاحْكُمْ

۽ چڱي جاءِ آهي. اي داؤد بيشڪ اسان توکي زمين ۾ خليفو ڪيو ف۴۱ پوءِ ماڻهن ۾

بَيْنَ النَّاسِ بِالْحَقِّ وَلَا تَتَّبِعِ الْهَوٰى فَيُضِلَّكَ عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ۭ

سچو فيصلو ڪر ۽ خواهش جي پويان لڳ نه ته اُها توکي الله جي راهه کان ڀٽڪائيندي بيشڪ

اِنَّ الَّذِيْنَ يَضِلُّوْنَ عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ لَهُمْ عَذَابٌ شَدِيْدٌۢ بِمَا

جيڪي الله جي راهه کان ڀٽڪن ٿا انهن جي واسطي سخت عذاب آهي ان ڪري جو اهي حساب جي ڏينهن کي وساري ويٺا

نَسُوْا يَوْمَ الْحِسَابِ ﴿۲۶﴾ ع وَمَا خَلَقْنَا السَّمَآءَ وَالْاَرْضَ وَمَا بَيْنَهُمَا بَاطِلًا ۭ

ف۴۲ ۽ اسان آسمان ۽ زمين ۽ جو ڪجهه انهن جي وچ ۾ آهي بيڪار نه بڻايو هي ڪافرن جو گمان آهي

ذٰلِكَ ظَنُّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا ۚ فَوَيْلٌ لِّلَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنَ النَّارِ ﴿۲۷﴾ اَمْ نَجْعَلُ

ف۴۳ پوءِ ڪافرن جي واسطي تباهي آهي باهه کان. ڇا اسان انهن کي جن ايمان آندو

السجدة ۱۰ — ع ۲/۱۲ ۱۱



ف۳۵ انهن جو هر قول هڪ مسئلي جي فرضي شڪل ۾ پيش ڪري جواب حاصل ڪرڻ هو ۽ ڪنهن مسئلي جي متعلق حڪم معلوم ڪرڻ جي لاءِ فرضي صورتون مقرر ڪيون وڃن ٿيون ۽ مقرر شخصن جي طرف انهن جي نسبت ڪئي وڃي ٿي ته جيئن مسئلي جو بيان تمام واضح طريقي تي ٿئي ۽ ابهام باقي نه رهي. هتي جيڪا مسئلي جي صورت انهن ملائڪن پيش ڪئي، ان مان مقصد حضرت داؤد عليه السلام کي توجهه ڏيارڻو هو ان امر جي طرف جيڪو ڪيس پيش آيو هو ۽ اهو هي هو ته سندس نوانوي گهرواريون هيون. ان کان پوءِ ڀاڻ هڪ ٻي عورت کي پيغام ڏنو جنهن کي هڪ مسلمان اڳيئي پيغام ڏئي چڪو هو پر سندس پيغام پهچڻ کان پوءِ عورت جا مٽ مائٽ ٻئي جي طرف واجهائڻ وارا ڪٿي هئا، سو سندس لاءِ راضي ٿي ويا ۽ ساڻس نڪاح ٿي ويو. هڪ قول هي به آهي ته ان مسلمان سان نڪاح ٿي چڪو هو، پاڻ ان مسلمان ان پنهنجي رغبت جو اظهار ڪيو ۽ چاهيو ته اهو پنهنجي گهرواري کي طلاق ڏئي. اهو سندس لحاظ کان منع نه ڪري سگهيو ۽ طلاق ڏني. سندس نڪاح ٿي ويو ۽ ان زماني ۾ اهو معمول هو ته جيڪڏهن ڪنهن شخص کي ڪنهن جي عورت جي طرف رغبت ٿيندي هئي ته ان کي درخواست ڪري طلاق ڏياري وٺندو هو ۽ عدت کان پوءِ نڪاح ڪري وٺندو هو. هيءَ ڳالهه شرعاً ناجائز آهي، نه ان زماني جي رسم ۽ عادت جي خلاف، پر نبين سڳورن جو شان تمام ارفع ۽ اعلیٰ ٿئي ٿو ان ڪري اهو منصب عالي جي لائق نه هو. پوءِ الله تعالیٰ جي مرضي هيءَ ٿي ته کيس ان تي آگاهه ڪيو وڃي ۽ ان جو سبب هي پيدا ٿيو ته ملائڪ فريادي ۽ جوابدار جي شڪل ۾ سندس اڳيان پيش ٿيا. فائدو:- هن مان معلوم ٿيو ته اگر بزرگن کان ڪا لغزش صادر ٿئي ۽ ڪو امر شان جي خلاف واقع ٿي وڃي ته پوءِ ادب هي آهي ته اعتراض واري زبان نه کولي وڃي، بلڪ ان واقعي جي مثل هڪ واقعو متصور ڪري ان جي نسبت سائل نه مسائل جي انداز ۾ سوال ڪيو وڃي ۽ ان جي عظمت ۽ احترام جو لحاظ ڪيو وڃي ۽ هي به معلوم ٿيو ته الله تعالیٰ عزّ وجلّ مالڪ ۽ مولیٰ پنهنجن نبين سڳورن جي اهڙي عزت فرمائي ٿو ته انهن کي ڪنهن ڳالهه تي آگاهه ڪرڻ جي لاءِ ملائڪن کي ادب جي طريقي سان حاضر ٿيڻ جو حڪم ڏئي ٿو. ف۳۶ جنهن جي غلطي هجي، لحاظ کان سواءِ فرمايو. ف۳۷ يعني ڏيڍ ياءُ. ف۳۸ حضرت داؤد عليه السلام جو اهو گفتگو ٻڌي ڪري ملائڪن مان هڪ ٻئي جي طرف ڏٺو ۽ تبسم ڪري اُهي آسمان جي طرف روانا ٿي ويا. ف۳۹ ۽ دنبي هڪ ڪنايه هو، جنهن مان مُراد عورت هئي، ڇو ته نوانوي گهرواريون جي هوندي پاڻ هڪ ٻيءَ عورت جي خواهش ڪئي هئي، ان ڪري دنبي جي طرز ۾ سوال ڪيو ويو. جڏهن پاڻ اهو سمجهيائين. ف۴۰ مسئلو:- هن آيت مان ثابت ٿئي ٿو ته نماز ۾ رڪوع ڪرڻ تلاوت جي سجدي جي قائم مقام ٿي وڃي ٿو، جڏهن ته نيت ڪئي وڃي. ف۴۱ خلق جي تدبير تي توکي مقرر ڪيو سي ۽ تنهنجو حڪم انهن ۾ نافذ فرمايو سي. ف۴۲ ۽ ان ڪري ايمان کان محروم رهيا. جيڪڏهن انهن کي حساب جي ڏينهن جو يقين هجي ها ته دُنيا ۾ ئي ايمان آڻين ها. ف۴۳ جيتوڻيڪ اهي صراحتاً هي نه چون ته آسمان ۽ زمين ۽ سموري دنيا بيڪار پيدا ڪئي وئي، پر جڏهن ته بعث ۽ جزا جا منڪر آهن ته پوءِ نتيجو هي آهي ته جهان جي ايجاد کي بيڪار ۽ بي فائده مڃن.

الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ كَالْمُفْسِدِيْنَ فِي الْاَرْضِ اَمْ نَجْعَلُ

۽ چڱا ڪم ڪيائون انهن جهڙو ڪيون جيڪي زمين ۾ فساد ڦهلائين ٿا يا اسان پرهيزگارن کي سخت بي فرمانن جي

الْمُتَّقِيْنَ كَالْفُجَّارِ ﴿٢٨﴾ كِتٰبٌ اَنْزَلْنٰهُ اِلَيْكَ مُبٰرَكٌ لِّيَدَّبَّرُوْٓا اٰيٰتِهٖ وَلِيَتَذَكَّرَ

برابر ناهيون. ف٤٤ هي هڪ بابرڪت ڪتاب آهي جيڪو اسان تنهنجي طرف لاٿو ته ماڻهو ان جي آيتن ۾ سوچ ڪن ۽ نصيحت

اُولُوا الْاَلْبَابِ ﴿٢٩﴾ وَوَهَبْنَا لِدَاوٗدَ سُلَيْمٰنَ نِعْمَ الْعَبْدُ اِنَّهٗٓ اَوَّابٌ ﴿٣٠﴾ اِذْ

پرائن عقلمند. ۽ اسان داؤد کي ف٤٦ سليمان عطا فرمايو ڪهڙو نه چڱو ٻانهو بيشڪ اهو ڏاڍو رجوع ڪرڻ وارو هو ف٤٧ جڏهن ان جي آڏو

عُرِضَ عَلَيْهِ بِالْعَشِيِّ الصّٰفِنٰتُ الْجِيَادُ ﴿٣١﴾ فَقَالَ اِنِّيْٓ اَحْبَبْتُ حُبَّ

پيش ڪيا ويا ٽپيهري جو ف٤٨ گهوڙا ته ٽن پيرن تي بيهن چوٿين سنب جي ڪنڊ زمين تي لڳائي هلائين تهوائي وڃن ف٤٩ پوءِ سليمان چيو بيشڪ

الْخَيْرِ عَنْ ذِكْرِ رَبِّيْ حَتّٰى تَوَارَتْ بِالْحِجَابِ ﴿٣٢﴾ رُدُّوْهَا عَلَيَّ فَطَفِقَ

مون کي هنن گهوڙن جي محبت پسند آئي پنهنجي رب جي ياد جي واسطي ف٥٠ پوءِ انهن جي هلائڻ جو حڪم ڏنائين تان جو نگاهه کان غائب ٿي ويا ف٥١

مَسْحًاۢ بِالسُّوْقِ وَالْاَعْنَاقِ ﴿٣٣﴾ وَلَقَدْ فَتَنَّا سُلَيْمٰنَ وَاَلْقَيْنَا عَلٰى

پوءِ حڪم ڏنائين ته انهن کي موٽائي وٺ ف٥٢ پوءِ انهن جي پنين تي ۽ ڳچين تي هٿ ڦيرائڻ لڳو ۽ تحقيق اسان سليمان کي پرکيو ۽ ان جي تخت تي

كُرْسِيِّهٖ جَسَدًا ثُمَّ اَنَابَ ﴿٣٤﴾ قَالَ رَبِّ اغْفِرْ لِيْ وَهَبْ لِيْ مُلْكًا لَّا

هڪ بي ساهه جسم ڦٽي ڪيوسي ف٥٣ پوءِ رجوع ڪيائين ف٥٥. عرض ڪيائين اي منهنجا رب مون کي بخش ۽ مون کي اهڙي بادشاهي عطا ڪر جو مون کان

يَنْۢبَغِيْ لِاَحَدٍ مِّنْۢ بَعْدِيْ اِنَّكَ اَنْتَ الْوَهَّابُ ﴿٣٥﴾ فَسَخَّرْنَا لَهُ الرِّيْحَ

پوءِ ڪنهن کي به لائق نه هجي، ف٥٦ بيشڪ تون ئي آهين وڏو عطا ڪرڻ وارو. پوءِ اسان هوا ان جي تابع ڪري ڇڏي

تَجْرِيْ بِاَمْرِهٖ رُخَآءً حَيْثُ اَصَابَ ﴿٣٦﴾ وَالشَّيٰطِيْنَ كُلَّ بَنَّآءٍ وَّ

جو اُن جي حڪم سان نرم نرم هلندي هئي ف٥٧ جتي اهو چاهي ۽ اختيار ڏنوسين ڏيئي ڇڏيا ديو هر طرح جا ڪاريگر ف٥٨ ۽

غَوَّاصٍ ﴿٣٧﴾ وَّاٰخَرِيْنَ مُقَرَّنِيْنَ فِي الْاَصْفَادِ ﴿٣٨﴾ هٰذَا عَطَآؤُنَا فَامْنُنْ

ٽوٻا ف٥٩ ۽ ٻيا ٻيڙين ۾ جڪڙيل ف٦٠ هي اسان جي عطا آهي پوءِ تون گهرين ته احسان ڪر ف٦١ يا روڪ ۽ وٽ جهل

اَوْ اَمْسِكْ بِغَيْرِ حِسَابٍ ﴿٣٩﴾ وَاِنَّ لَهٗ عِنْدَنَا لَزُلْفٰى وَحُسْنَ مَاٰبٍ ﴿٤٠﴾

ف٦٢ تو تي ڪو حساب نه آهي. ۽ بيشڪ ان جي واسطي اسان جي درگاهه ۾ قرب ۽ چڱي جاءِ آهي.

وَاذْكُرْ عَبْدَنَآ اَيُّوْبَ ۘ اِذْ نَادٰى رَبَّهٗٓ اَنِّيْ مَسَّنِيَ الشَّيْطٰنُ بِنُصْبٍ

۽ ياد ڪر اسان جي ٻانهي ايوب کي جڏهن ان پنهنجي رب کي پڪاريو ته مون کي شيطان تڪليف ۽ ايذاءُ پهچائي آهي ف٦٣

ع ٣ ١٤ ١٢ وقف لازم



ف٤٤ هي ڳالهه بالڪل حڪمت جي خلاف آهي ۽ جيڪو شخص جزا جو قائل نه آهي، اهو ضرور مفسد ۽ مصلح، فاجر ۽ متقي کي برابر قرار ڏيندو ۽ انهن ۾ فرق نه ڪندو. ڪافران جهالت ۾ گرفتار آهن. شانِ نزول: قريش جي ڪافرن مسلمانن کي چيو هو ته آخرت ۾ جيڪي نعمتون توهان کي ملنديون اهي اسان کي به ملنديون، ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي ۽ ارشاد فرمايو ويو ته نيڪ ۽ بد، مؤمن ۽ ڪافر کي برابر قرار ڏيڻ حڪمت جي اقتضا نه آهي. ڪافرن جو خيال باطل آهي. ف٤٥ يعني قرآن شريف. ف٤٦ فرزند ارجمند. ف٤٧ الله تعالیٰ جي طرف ۽ سمورو وقت تسبيح ۽ ذڪر ۾ مشغول رهڻ وارو. ف٤٨ ظهر کان پوءِ اهڙا گهوڙا. ف٤٩ اهي هزار گهوڙا هئا، جيڪي جهاد جي لاءِ حضرت سليمان عليه السلام جي خدمت ۾ ظهر کان پوءِ پيش ڪيا ويا. ف٥٠ يعني مان انهن سان الله تعالیٰ جي رضا ۽ دين جي مضبوطي ۽ تائيد جي لاءِ محبت ڪريان ٿو. منهنجي محبت انهن سان دنيوي مطلب جي ڪري نه آهي. (تفسير ڪبير). ف٥١ يعني نظر کان غائب ٿي ويا. ف٥٢ ۽ ان هٿ جي گهمائڻ جا چند سبب هئا. هڪ ته گهوڙن جي عزت ۽ شرف جو اظهار ته اهي دشمن جي مقابلي ۾ بهتر مددگار آهن. ٻيو هي ته بادشاهي جي امور جي خود نگهباني فرمائڻ ته سمورا خدمتگار تيار رهن. ٽيون هي ته پاڻ گهوڙن جي احوال ۽ انهن جي مرضن ۽ عيبن جا اعلیٰ ماهر هو. انهن تي هٿ گهمائيندو هو ۽ انهن جي حالت جو امتحان لهندو هو. ڪن مفسرن هنن آيتن جي تفسير ۾ ڪيترائي سست ۽ ضعيف قول لکي ڇڏيا آهن، جن جي صحت تي ڪو دليل نه آهي ۽ اهي صرف ڳالهيون آهن، جيڪي قوي دليلن جي سامهون ڪنهن طرح قابلِ قبول نه آهن ۽ هي تفسير جيڪو ذڪر ڪيو ويو اهو قرآن پاڪ جي عبارت سان بالڪل مطابق آهي ولله الحمد (تفسير ڪبير). ف٥٣ بخاري ۽ مسلم شريف ۾ حضرت ابوهريره رضی الله تعالیٰ عنه جي حديث ۾ آهي ته سيّد عالم محبوب صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ته حضرت سليمان عليه السلام فرمايو هو ته مان اج رات ۾ پنهنجين نوي بيبين تي دورو ڪندس. هرهڪ حامله ٿيندي ۽ هرهڪ مان خدا جي واٽ ۾ جهاد ڪرڻ وارو پيدا ٿيندو. مگر ان فرمائڻ وقت زبان مبارڪ سان انشاءالله تعالیٰ نه فرمايائين (غالبًا ڪنهن ٻئي شغل ۾ هو، جو ان جو خيال نه رهيس) پوءِ ڪابه عورت حامله نه ٿي سواءِ هڪڙي جي ۽ ان کي به ناقص الخلقت ٻار پيدا ٿيو. محبوب سيدِ عالم صلی الله عليه وآله وسلم جن فرمايو ته جيڪڏهن حضرت سليمان عليه السلام انشاءَ الله تعالیٰ فرمايو هجي ها ته انهن سڀني عورتن کي چوڪرا پيدا ٿين ها ۽ اهي خدا جي واٽ ۾ جهاد ڪن ها. (بخاري تيرهون پارو- ڪتاب الانبياء). ف٥٤ يعني پيدا ٿيڻ کان پوءِ ٻار. ف٥٥ الله تعالیٰ جي طرف استغفار ڪري انشاءالله چوڻ جي وسرڻ تي ۽ حضرت سليمان عليه السلام الله تعالیٰ جي بارگاهه ۾. ف٥٦ هن مان هي مقصود هو ته اهڙو ملڪ سندس لاءِ معجزو هجي. ف٥٧ فرمانبرداري جي طريقي سان. ف٥٨ جيڪي سندس حڪم سان مرضي موافق عجيب ۽ غريب عمارتون تعمير ڪندا هئا. ف٥٩ جيڪي سندس لاءِ سمنڊ مان موتي ڪيڏندا هئا. دنيا ۾ سڀ کان اڳ سمنڊ مان موتي ڪيڏرائڻ وارو پاڻ ئي آهي. ف٦٠ سرڪش شيطان به سندس تابع ڪيا ويا، جن کي پاڻ تاديب ۽ فساد کان روڪڻ جي لاءِ لوهه جي ڪڙين ۽ زنجيرن ۾ جڪڙائي قيد ڪندو هو. ف٦١ جنهن تي چاهين. ف٦٢ جنهن کان چاهين يعني ڪيس ڏيڻ ۽ نه ڏيڻ جو اختيار ڏنو ويو. جهڙي مرضي هجي ڪرين. ف٦٣ جسم ۽ مال ۾. هن مان سندس مرض ۽ ان جون سختيون مراد آهن. (هن واقعي جو مفصل بيان سورة انبياء جي ڇهين رڪوع ۾ گذري چڪو آهي).

وَّعَذَابٍ ﴿٤١﴾ اُرْكُضْ بِرِجْلِكَ ۚ هٰذَا مُغْتَسَلٌۢ بَارِدٌ وَّشَرَابٌ ﴿٤٢﴾ وَ

اسان فرمايو ته زمين تي پنهنجو پير هڻ و٦٤ اهو آهي ٿڌو چشمو غسل ۽ پيئڻ جي واسطي و٦٥ ۽ اسان ان کي

وَهَبْنَا لَهٗۤ اَهْلَهٗ وَمِثْلَهُمْ مَّعَهُمْ رَحْمَةً مِّنَّا وَذِكْرٰى لِاُولِي الْاَلْبَابِ ﴿٤٣﴾

اُن جا گهر وارا ۽ انهن جي برابر ٻيا عطا فرمائي ڇڏيا اها اسان جي طرف کان رحمت آهي و٦٦ ۽ عقلمندن جي واسطي نصيحت

وَخُذْ بِيَدِكَ ضِغْثًا فَاضْرِبْ بِّهٖ وَلَا تَحْنَثْ ؕ اِنَّا وَجَدْنٰهُ صَابِرًا ؕ نِعْمَ

۽ اسان فرمايو ته تون پنهنجي هٿ ۾ هڪ ٻهارو وٺي ان سان مار ڏيئي ڇڏ و٦٧ ۽ قسم نه ٽوڙ بيشڪ اسان ان کي صبر وارو لڌو

الْعَبْدُ ؕ اِنَّهٗۤ اَوَّابٌ ﴿٤٤﴾ وَاذْكُرْ عِبٰدَنَاۤ اِبْرٰهِيْمَ وَاِسْحٰقَ وَيَعْقُوْبَ

کهڙو نه چڱو ٻانهو و٦٨ بيشڪ اهو ڏاڍو رجوع ڪرڻ وارو ٻانهو آهي ۽ ياد ڪر اسان جي ٻانهن ابراهيم ۽ اسحاق ۽ يعقوب

اُولِي الْاَيْدِيْ وَالْاَبْصَارِ ﴿٤٥﴾ اِنَّاۤ اَخْلَصْنٰهُمْ بِخَالِصَةٍ ذِكْرَى الدَّارِ ﴿٤٦﴾ ۚ

سگهه ۽ علمن وارن کي و٦٩ بيشڪ اسان انهن کي هڪ کري ڳالهه سان امتياز بخشيو اها ان گهر جي ياد ڏيارڻ آهي. و٧٠

وَاِنَّهُمْ عِنْدَنَا لَمِنَ الْمُصْطَفَيْنَ الْاَخْيَارِ ﴿٤٧﴾ ؕ وَاذْكُرْ اِسْمٰعِيْلَ وَالْيَسَعَ

بيشڪ اهي اسان وٽ چونڊيل ۽ پسنديل آهن و٧٠ ۽ ياد ڪر اسماعيل ۽ يسع ۽

وَذَا الْكِفْلِ ؕ وَكُلٌّ مِّنَ الْاَخْيَارِ ﴿٤٨﴾ ؕ هٰذَا ذِكْرٌ ؕ وَاِنَّ لِلْمُتَّقِيْنَ لَحُسْنَ

ذوالڪفل کي و٧١ ۽ اهي سمورا ڀلا آهن. هيءُ نصيحت آهي ۽ بيشڪ پرهيزگارن جي واسطي چڱي جاءِ و٧٢ رهائش آهي

مَاٰبٍ ﴿٤٩﴾ ۙ جَنّٰتِ عَدْنٍ مُّفَتَّحَةً لَّهُمُ الْاَبْوَابُ ﴿٥٠﴾ ۚ مُتَّكِـِٕيْنَ فِيْهَا يَدْعُوْنَ

رهائش جا باغ جن جا سمورا دروازا انهن جي واسطي کليل هوندا. انهن ۾ ٽيڪ لڳايو و٧٣

فِيْهَا بِفَاكِهَةٍ كَثِيْرَةٍ وَّشَرَابٍ ﴿٥١﴾ وَعِنْدَهُمْ قٰصِرٰتُ الطَّرْفِ اَتْرَابٌ ﴿٥٢﴾

ان ۾ ڪيترائي ميوا ۽ مشروبات پيا گهرائيندا. ۽ وٽن اهي ٻيبيون هونديون جو پنهنجي مڙس کان سواءِ ٻئي طرف

هٰذَا مَا تُوْعَدُوْنَ لِيَوْمِ الْحِسَابِ ﴿٥٣﴾ اِنَّ هٰذَا لَرِزْقُنَا مَا لَهٗ مِنْ نَّفَادٍ ﴿٥٤﴾ ۚ

نظر نه ڪڻن هڪ عمر جون و٧٤ هي آهي اهو جنهن جو توهان سان واعدو ڪيو وڃي ٿو حساب جي ڏينهن. بيشڪ هي اسان جو رزق جيڪو ڪڏهن به ختم نه ٿيندو و٧٥

هٰذَا ؕ وَاِنَّ لِلطّٰغِيْنَ لَشَرَّ مَاٰبٍ ﴿٥٥﴾ ۙ جَهَنَّمَ ۚ يَصْلَوْنَهَا ۚ فَبِئْسَ الْمِهَادُ ﴿٥٦﴾

و٧٥ انهن جي واسطي ته اهو آهي و٧٦ ۽ بيشڪ سرڪشن جو ٺڪاڻو برو آهي. جهنم جنهن ۾ ويندا پوءِ ڪهڙو نه برو وڇائڻو آهي و٧٧

هٰذَا ۙ فَلْيَذُوْقُوْهُ حَمِيْمٌ وَّغَسَّاقٌ ﴿٥٧﴾ ۙ وَّاٰخَرُ مِنْ شَكْلِهٖۤ اَزْوَاجٌ ﴿٥٨﴾ ؕ هٰذَا

اهو آهي انهن جي لاءِ پوءِ چکائي ته ان کي چکن ٽهڪندڙ پاڻي ۽ پونءِ و٧٨ ۽ انهي صورت جا ٻيا جوڙا و٧٩ ۽ انهن کي چيو ويندو



بدبو دار. و٧٩ قسم قسم ۽ نموني نموني جا عذاب.



و٦٤ اهڙيءَ طرح پاڻ زمين تي پير هنيائين ته ان مان مٽي پاڻي جو هڪ چشمو ظاهر ٿيو ۽ کيس چيو ويو.

و٦٥ اهڙيءَ طرح پاڻ ان مان پيتائين ۽ غسل ڪيائين ته سمورا ظاهري ۽ باطني مرض ۽ تڪليفون دفع ٿي ويون.

و٦٦ اهڙيءَ طرح روايت ٿيل آهي ته جيڪا اولاد سندس مري ويئي هئي، الله تعالیٰ ان کي زنده ڪيو ۽ پنهنجي فضل ۽ رحمت سان ايتري ٻي به عطا فرمايائين.

و٦٧ پنهنجي بيبيءَ کي، جنهن کي سؤ ڌڪ هڻڻ جو قسم کنيو هيائين دير سان حاضر ٿيڻ جي ڪري.

و٦٨ يعني ايوب عليه السلام.

و٦٩ جن کي الله تعالیٰ حڪمتِ علميه ۽ عمليه عطا فرمايون ۽ پنهنجي معرفت ۽ طاعتن تي قوت عطا فرمائي.

و٧٠ يعني دارالآخرة جي ته اهي ماڻهن کي انهيءَ جي ياد ڏيارن ٿا ۽ ڪثرت سان ان جو ذڪر ڪن ٿا، دنيا جي محبت انهن جي دلين ۾ جڳهه نه ورتي.

و٧١ يعني انهن جي فضائل ۽ انهن جي صبر کي ته جيئن انهن جي پاڪ خصلتن سان ماڻهو نيڪين جو ذوق ۽ شوق حاصل ڪن ۽ ذوالڪفل جي نبوت ۾ اختلاف آهي.

و٧٢ آخرت ۾.

و٧٣ سينگاريل تختن تي.

و٧٤ يعني سڀ سن ۾ برابر ايئن ئي حُسن ۽ جواني ۾ پاڻ ۾ محبت رکڻ وارا، نه هڪ ٻئي سان بغض نه دشمني ۽ ساڙ نه وري حسد.

و٧٥ هميشه باقي رهندڙ اٿئي جيڪا شيءِ ورتي ويندي ۽ خرچ ڪئي ويندي، اها پنهنجي جڳهه تي اوتري ئي ٿي ويندي، دنيا جي شين وانگر فنا ۽ تباهه نه ٿيندي.

و٧٦ يعني ايمان وارن کي.

و٧٧ پر ڪرڻ واري باهه جو اهائي فرش ٿيندي.

و٧٨ جيڪا جهنمين جي جسمن ۽ انهن جي سڙيل زخمن ۽ پليتيءَ جي جاين مان وهندي. سڙندڙ

فَوْجٌ مُّقْتَحِمٌ مَّعَكُمْ ۚ لَا مَرْحَبًا بِهِمْ ۚ اِنَّهُمْ صَالُوا النَّارِ ﴿٥٩﴾ قَالُوْا بَلْ اَنْتُمْ
هيءُ هڪ ٻيو ٽولو توهان سان گڏ جهنم ۾ ڌڪجي ٿو وف ٨٠ اُهي چوندا انهن کي جهنم ۾ داخل ٿيڻ ٿي آهي پر کلي جاءِ ۾ نه هجن

لَا مَرْحَبًا بِكُمْ ؕ اَنْتُمْ قَدَّمْتُمُوْهُ لَنَا ۚ فَبِئْسَ الْقَرَارُ ﴿٦٠﴾ قَالُوْا رَبَّنَا مَنْ
تابعدار چوندا ابلڪ توهان کي کلي جڳهه نه هجي اها مصيبت توهان اسان جي اڳيان آندي وف ٨١ پوءِ ڪهڙو نه برو ٽڪاڻو آهي وف ٨٢ انهن چيو اي اسان جا رب جنهن

قَدَّمَ لَنَا هٰذَا فَزِدْهُ عَذَابًا ضِعْفًا فِی النَّارِ ﴿٦١﴾ وَقَالُوْا مَا لَنَا لَا نَرٰی
اها مصيبت اسان جي اڳيان آندي ان کي باهه ۾ ٻيڻي سزا وڌاءِ ۽ وف ٨٣ چيائون اسان کي ڇا ٿيو، اسان انهن مردن کي نه ٿا ڏسون

رِجَالًا كُنَّا نَعُدُّهُمْ مِّنَ الْاَشْرَارِ ﴿٦٢﴾ اَتَّخَذْنٰهُمْ سِخْرِيًّا اَمْ زَاغَتْ عَنْهُمُ
جن کي اسان بڇڙو سمجهندا هُئاسي وف ٨٤ ڇا اسان انهن کي کِل ڀوڳ بنايو هو وف ٨٥ يا انهن کان اکيون ڦري ويون آهن

الْاَبْصَارُ ﴿٦٣﴾ اِنَّ ذٰلِكَ لَحَقٌّ تَخَاصُمُ اَهْلِ النَّارِ ﴿٦٤﴾ قُلْ اِنَّمَاۤ اَنَا مُنْذِرٌ ۖۗ وَّ
وف ٨٦ بيشڪ اهو ضرور حق آهي دوزخين جو هڪ ٻئي ۾ جهڳڙو ڪرڻ. تون فرماءِ وف ٨٧ مان ته فقط ڊيڄارڻ وارو ئي آهيان

مَا مِنْ اِلٰهٍ اِلَّا اللّٰهُ الْوَاحِدُ الْقَهَّارُ ﴿٦٥﴾ رَبُّ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَمَا
وف ٨٨ ۽ معبود ڪو به نه آهي مگر هڪ الله سڀني تي غالب. مالڪ آسمانن ۽ زمين جو ۽ جو ڪجهه انهن جي وچ ۾ آهي

بَيْنَهُمَا الْعَزِيْزُ الْغَفَّارُ ﴿٦٦﴾ قُلْ هُوَ نَبَؤٌا عَظِيْمٌ ﴿٦٧﴾ اَنْتُمْ عَنْهُ مُعْرِضُوْنَ ﴿٦٨﴾
عزت وارو وڏو بخشڻهار. تون فرماءِ اها وف ٨٩ وڏي خبر آهي. توهان ان کان غفلت ۾ آهيو. وف ٩٠

مَا كَانَ لِیَ مِنْ عِلْمٍۭ بِالْمَلَاِ الْاَعْلٰۤی اِذْ یَخْتَصِمُوْنَ ﴿٦٩﴾ اِنْ یُّوْحٰۤی اِلَیَّ
مون کي عالم بالا جي ڪهڙي خبر هئي جڏهن انهن جهڳڙو ٿي ڪيو وف ٩١ منهنجي طرف ته فقط اهو وحي ٿئي ٿو

اِلَّاۤ اَنَّمَاۤ اَنَا نَذِیْرٌ مُّبِیْنٌ ﴿٧٠﴾ اِذْ قَالَ رَبُّكَ لِلْمَلٰٓئِكَةِ اِنِّیْ خَالِقٌۢ بَشَرًا
ته مان ڊيڄاريندڙ آهيان کليو کلايو. وف ٩٢ جڏهن تنهنجي رب ملائڪن کي فرمايو ته مان مٽيءَ مان انسان

مِّنْ طِیْنٍ ﴿٧١﴾ فَاِذَا سَوَّیْتُهٗ وَنَفَخْتُ فِیْهِ مِنْ رُّوْحِیْ فَقَعُوْا لَهٗ
ناهيندس وف ٩٣ پوءِ جڏهن مان انهيءَ کي ٺيڪ ٺاهي وٺان وف ٩٤ ۽ ان ۾ پنهنجي طرف کان روح ڦوڪيان وف ٩٥ پوءِ توهان ان جي

سٰجِدِیْنَ ﴿٧٢﴾ فَسَجَدَ الْمَلٰٓئِكَةُ كُلُّهُمْ اَجْمَعُوْنَ ﴿٧٣﴾ اِلَّاۤ اِبْلِیْسَ ؕ اِسْتَكْبَرَ وَ
واسطي سجدي ۾ ڪري پئجو. پوءِ سڀني ملائڪن سجدو ڪيو ڪو به باقي نه رهيو. مگر ابليس وف ٩٦ ان وڏائي ڪئي

كَانَ مِنَ الْكٰفِرِیْنَ ﴿٧٤﴾ قَالَ یٰۤاِبْلِیْسُ مَا مَنَعَكَ اَنْ تَسْجُدَ لِمَا خَلَقْتُ
۽ اهو هو ئي ڪافرن مان. وف ٩٧ فرمايائين اي ابليس! تو کي ڪهڙي شيءِ روڪيو ان کي سجدو ڪرڻ کان جنهن کي



وف ٨٠ حضرت ابن عباس رضی اللہ تعالیٰ عنهما فرمايو ته جڏهن ڪافرن جا سردار جهنم ۾ داخل ڪيا ويندا ۽ انهن جي پويان سندن تابعدار ته جهنم جو خازن انهن سردارن کي چوندو ته هي توهان جي تابعدارن جي فوج آهي جيڪا توهان وانگر توهان سان گڏ جهنم ۾ ڌڪجي ٿي.

وف ٨١ جو توهان پهرياڻ ڪفر اختيار ڪيو ۽ اسان کي ان وات تي هلايو.

وف ٨٢ يعني جهنم نهايت ئي بُري رهڻ جي جاءِ آهي.

وف ٨٣ ڪافرن جي اڳواڻن ۽ سردارن.

وف ٨٤ يعني غريب مسلمانن کي ۽ انهن کي اهي پنهنجي دين جو مخالف هجڻ جي سبب شرير چوندا هُئا ۽ غريب هجڻ جي ڪري حقير سمجهندا هُئا. جڏهن ڪافر انهن کي جهنم ۾ نه ڏسندا ته چوندا ته اهي اسان کي چو نه ٿا ڏسڻ ۾ اچن.

وف ٨٥ ۽ حقيقت ۾ اهي ايئن نه هُئا، دوزخ ۾ آيا ئي نه، اسان جي انهن سان مسخري ڪرڻ ۽ انهن کي ٺٺولي بنائڻ باطل هو.

ع ٤ ٢٤ ١٣

وف ٨٦ ان ڪري اهي اسان کي نظر نه آيا، يا هيءُ معنيٰ آهي ته انهن جي طرف کان اکيون ڦري ويون ۽ دنيا ۾ اسان انهن جي رتبي ۽ بزرگي کي نه ڏسي سگهياسين.

وف ٨٧ اي محبوب سيد عالم صلی اللہ تعالیٰ عليه وآله وسلم! مڪي وارن ڪافرن کي.

وف ٨٨ توهان کي عذاب الاهي جو خوف ڏياريان ٿو.

وف ٨٩ يعني قرآن يا قيامت يا منهنجو ڊيڄاريندڙ رسول يا الله تعالیٰ جو وحده لاشريڪ له هجڻ.

وف ٩٠ جو مون تي ايمان نه ٿا آڻيو ۽ قرآن پاڪ ۽ منهنجي دين کي نه ٿا مڃيو.

وف ٩١ يعني ملائڪ حضرت آدم عليه السلام جي باري ۾. هي حضرت محبوب سيد عالم صلی اللہ تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي نبوت جي صحت جو هڪ دليل آهي. مطلب هي آهي ته آسمان ۾ ملائڪن جو حضرت آدم عليه السلام جي باري ۾ سوال ۽ جواب ڪرڻ مون کي ڇا معلوم ٿئي ها، جيڪڏهن مان نبي نه هجان ها ان جي خبر ڏيڻ منهنجي نبوت ۽ مون وٽ وحي اچڻ جو دليل آهي.

وف ٩٢ دارمي ۽ ترمذي جي حديثن ۾ آهي ته محبوب سيد عالم صلی اللہ تعالیٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ته مان پنهنجي بهترين حالت ۾ پنهنجي رب عزّ وجلّ جي ديدار سان مشرف ٿيس. (حضرت ابن عباس رضی اللہ تعالیٰ عنهما فرمايو ته منهنجي خيال ۾ اهو واقعو خواب جو آهي). حضور محبوب عليه الصلوٰة والسلام جن فرمائن ٿا ته حضرت رب العزت عز وعلا وتبارڪ وتعالیٰ فرمايو اي (محبوب) محمّد (صلی اللہ تعالیٰ عليه وآله وسلم)! آسمان جا ملائڪ ڪهڙي بحث ۾ آهن؟ مان عرض ڪيو يا رب! تون ئي دانا آهين. محبوب سائين فرمايو پوءِ رب العزت پنهنجي رحمت ۽ ڪرم جو هٿ منهنجي پٺي جي وچ ۾ رکيو ۽ مان ان جي فيض جو اثر پنهنجي دل مبارڪ ۾ لڌو. پوءِ آسمان ۽ زمين جون سموريون شيون منهنجي علم ۾ اچي ويون. وري الله تبارڪ وتعالیٰ فرمايو يا (محبوب) محمّد! (صلی اللہ تعالیٰ عليه وآله وسلم) ڇا توهان ڄاڻو ٿا ته آسمان جا ملائڪ ڪنهن امر ۾ بحث ڪري رهيا آهن؟ مان عرض ڪيو ها، يا رب! مان ڄاڻان ٿو ته اهي ڪفارات ۾ بحث ڪري رهيا آهن ۽ ڪفارات هي آهن: نماز کان پوءِ مسجد ۾ ويهڻ ۽ پيادل جماعتن جي لاءِ وڃڻ ۽ جنهن وقت ٿڌ وغيره جي ڪري پاڻيءَ جو استعمال ڪرڻ ناپسند هجي، ان وقت چڱيءَ طرح وضوءِ ڪرڻ، جنهن اهو ڪيو ان جي زندگي به بهتر ۽ موت به بهتر ۽ گناهن کان اهڙو پاڪ صاف نڪرندو جهڙو پنهنجي ولادت جي ڏينهن هو ۽ الله تعالیٰ فرمايو اي محبوب محمّد! (صلی اللہ تعالیٰ عليه وآله وسلم) نماز کان پوءِ هيءُ دُعا گهرندا ڪريو اَللّٰهُمَّ اِنِّیْ اَسْئَلُكَ فِعْلَ الْخَیْرَاتِ وَتَرْكَ الْمُنْكَرَاتِ وَحُبَّ الْمَسَاكِیْنِ وَاِذَا اَرَدْتَّ بِعِبَادِكَ فِتْنَةً فَاقْبِضْنِیْ اِلَیْكَ غَیْرَ مَفْتُوْنٍ. ڪن روايتن ۾ هي آهي ته حضرت محبوب سيد عالم صلی اللہ تعالیٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ته مون تي هر شيءِ روشن ٿي وئي ۽ مان سڃاڻي ورتي ۽ هڪ ٻي روايت ۾ آهي ته جيڪو ڪجهه اوڀر ۽ اولهه ۾ آهي، سڀ مان ڄاڻي ورتو. امام علامه علاؤ الدين علي بن محمّد بن ابراهيم بغدادي معروف الخازن پنهنجي تفسير ۾ ان جي معنيٰ هي بيان فرمائي ته الله تعالیٰ حضور محبوب سيد عالم صلی اللہ تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جو سينو مبارڪ کولي ڇڏيو ۽ دل شريف کي منور ڪري ڇڏيو ۽ جيڪو ڪجهه نه ڄاڻي، ان سڀ جي معرفت کين عطا ڪري ڇڏي ايستائين جو پاڻ سڳورن نعمت ۽ معرفت جي سردي پنهنجي دل مبارڪ ۾ پاتي ۽ دل مبارڪ منور ٿي وئي ته سينو پاڪ کلي ويو ته پوءِ جيڪو ڪجهه آسمانن ۽ زمينن ۾ آهي، الله تعالیٰ جي ڄاڻائڻ سان ڄاڻي ورتو. وف ٩٣ يعني (حضرت) آدم کي پيدا ڪندس. وف ٩٤ يعني ان جي پيدائش پوري ڪري ڇڏيان. وف ٩٥ ۽ ان کي حياتي عطا ڪري ڇڏيان. وف ٩٦ سجدو نه ڪيو. وف ٩٧ يعني علم الاهي ۾.

بِيَدَيَّ ۖ أَسْتَكْبَرْتَ أَمْ كُنتَ مِنَ الْعَالِينَ ﴿٧٥﴾ قَالَ أَنَا خَيْرٌ مِّنْهُ

مان پنهنجي هٿن سان ناهيو ڇا توکي غرور اچي ويو يا تون هئين مغرورن مان. ف٩٨ چيائين مان ان کان ڀلو آهيان ف٩٩ تو مون کي

خَلَقْتَنِي مِن نَّارٍ وَخَلَقْتَهُ مِن طِينٍ ﴿٧٦﴾ قَالَ فَاخْرُجْ مِنْهَا فَإِنَّكَ

باھ مان پيدا ڪيو ۽ هن کي مٽيءَ مان پيدا ڪيئي. فرمايائين پوءِ جنت مان نڪري وڃ پوءِ بيشڪ تون تڙيل آهين. ف١٠٠

رَجِيمٌ ﴿٧٧﴾ وَإِنَّ عَلَيْكَ لَعْنَتِي إِلَىٰ يَوْمِ الدِّينِ ﴿٧٨﴾ قَالَ رَبِّ فَأَنظِرْنِي

۽ بيشڪ تو تي منهنجي لعنت آهي قيامت تائين. ف١٠١ چيائين منهنجا رب پوءِ تون مون کي مهلت ڏي ان ڏينهن تائين

إِلَىٰ يَوْمِ يُبْعَثُونَ ﴿٧٩﴾ قَالَ فَإِنَّكَ مِنَ الْمُنظَرِينَ ﴿٨٠﴾ إِلَىٰ يَوْمِ الْوَقْتِ الْمَعْلُومِ ﴿٨١﴾

جو اٿاريا وڃن. ف١٠٢ فرمايائين تون مهلت وارن مان آهين ان معلوم وقت جي ڏينهن تائين ف١٠٣.

قَالَ فَبِعِزَّتِكَ لَأُغْوِيَنَّهُمْ أَجْمَعِينَ ﴿٨٢﴾ إِلَّا عِبَادَكَ مِنْهُمُ الْمُخْلَصِينَ ﴿٨٣﴾

چيائين تنهنجي عزت جو قسم ضرور مان انهن سڀني کي گمراھ ڪندس. مگر انهن مان جيڪي تنهنجا چونڊيل ٻانها آهن.

قَالَ فَالْحَقُّ وَالْحَقَّ أَقُولُ ﴿٨٤﴾ لَأَمْلَأَنَّ جَهَنَّمَ مِنكَ وَمِمَّن تَبِعَكَ مِنْهُمْ

فرمايائين پوءِ سچ هيءُ آهي ۽ مان سچ ئي فرمائيندو آهيان. بيشڪ مان ضرور جهنم ڀريندس توسان ف١٠٤ ۽ انهن سڀني سان ف١٠٥

أَجْمَعِينَ ﴿٨٥﴾ قُلْ مَا أَسْأَلُكُمْ عَلَيْهِ مِنْ أَجْرٍ وَمَا أَنَا مِنَ الْمُتَكَلِّفِينَ ﴿٨٦﴾

جيڪي تنهنجي پيروي ڪندا. تون فرماءِ مان هن قرآن تي توهان کان ڪا مزدوري نٿو گهران ۽ مان بناوت وارن مان نه آهيان.

إِنْ هُوَ إِلَّا ذِكْرٌ لِّلْعَالَمِينَ ﴿٨٧﴾ وَلَتَعْلَمُنَّ نَبَأَهُ بَعْدَ حِينٍ ﴿٨٨﴾

اهو ته آهي مگر نصيحت سموري جهان جي واسطي ۽ ضرور هڪ وقت کان پوءِ توهان ان جي خبر معلوم ڪندؤ ف١٠٦.

ع ٥ ۲۴ ۱۴

سُورَةُ الزُّمَرِ ٣٩ مَكِّيَّةٌ ٥٩ — بِسْمِ اللَّهِ الرَّحْمَٰنِ الرَّحِيمِ — آياتها ٧٥ رکوعاتها ٨

سورة زمر مڪي آهي هن ۾ ف١ الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ۽ پنجهتر آيتون ۽ اٺ رڪوع آهن.

تَنزِيلُ الْكِتَابِ مِنَ اللَّهِ الْعَزِيزِ الْحَكِيمِ ﴿١﴾ إِنَّا أَنزَلْنَا إِلَيْكَ الْكِتَابَ

ڪتاب ف٢ لاهڻ الله عزت ۽ حڪمت واري جي طرف کان آهي. بيشڪ اسان تنهنجي طرف ف٣ هيءُ ڪتاب حق سان

بِالْحَقِّ فَاعْبُدِ اللَّهَ مُخْلِصًا لَّهُ الدِّينَ ﴿٢﴾ أَلَا لِلَّهِ الدِّينُ الْخَالِصُ ۚ

نازل ڪيو ته الله جي پوڄا ڪر خالص ان جو ٻانهو ٿي ڪري. ها ٿو خالص ان جي واسطي ئي بندگي آهي ف٤

وَالَّذِينَ اتَّخَذُوا مِن دُونِهِ أَوْلِيَاءَ مَا نَعْبُدُهُمْ إِلَّا لِيُقَرِّبُونَا إِلَى

۽ اهي جن ان کان سواءِ ٻيا والي ناهيا ف٥ چون ٿا اسان انهن جي ف٦ فقط ان جي واسطي پوڄا ڪندا آهيون جو اهي اسان کي

وقف لازم

ف٩٨ يعني ان قوم مان، جن جو شيوو ئي تڪبر آهي. ف٩٩ هن مان ان جي مُراد هيءَ هئي ته جيڪڏهن آدم باھ مان پيدا ڪيو وڃي ها ۽ منهنجي برابر ٿئي ها، ته به مان کيس سجدو نه ڪريان ها پوءِ ڪيئن تو کانئس بهتر ٿي ڪري کيس سجدو ڪريان. ف١٠٠ پنهنجي سرڪشي، نافرماني ۽ تڪبر جي ڪري. پوءِ الله تعالیٰ سندس صورت تبديل ڪري ڇڏي. اهو پهريائين حسين هو، پوءِ بد شڪل ڪاري منهن ڪيو ويو ۽ سندس نورانيت سلب ڪئي ويئي. ف١٠١ ۽ قيامت کان پوءِ لعنت به ۽ قسم قسم جا عذاب به. ف١٠٢ آدم عليه السلام ۽ سندس اولاد پنهنجي فنا ٿيڻ کان پوءِ جزا جي لاءِ ۽ ان مان سندس مُراد هيءَ هئي ته اهو انسانن کي گمراھ ڪرڻ جي لاءِ فراغت لهي ۽ انهن کان پنهنجو بغض خوب ڪڍي ۽ موت کان بالڪل بچي وڃي، ڇو ته اٿڻ کان پوءِ وري موت نه آهي. ف١٠٣ يعني پهرين ڦوڪ تائين، جنهن کي خلق جي فنا جي لاءِ مقرر فرمايو ويو ف١٠٤ تنهنجي اولاد سان گڏ. ف١٠٥ يعني انسانن مان. ف١٠٦ حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته موت کان پوءِ ۽ هڪ قول هي آهي ته قيامت جي ڏينهن ∴ ∴ ∴

ف١ سُورَةِ زمر مڪي آهي قُلْ يٰعِبَادِيَ الَّذِيْنَ اَسْرَفُوْا ۽ اَللّٰهُ نَزَّلَ اَحْسَنَ الْحَدِيْثِ آيتن کان سواءِ، هن سورت ۾ اٺ رڪوع ٧٥ آيتون، هڪ هزار هڪ سؤ پنجهتر ڪلما ۽ چار هزار نو سو اٺ حرف آهن. ف٢ ڪتاب مان مراد قرآن شريف آهي. ف٣ اي محبوب سيد عالم صلى الله تعالیٰ عليه وآله وسلم! ف٤ ان کان سواءِ ڪو به عبادت جو حقدار نه آهي. ف٥ معبود ناهيا، مُراد ان مان بُت پرست آهن. ف٦ يعني بُتن کي.

اللّٰهِ زُلْفٰىؕ اِنَّ اللّٰهَ يَحْكُمُ بَيْنَهُمْ فِيْ مَا هُمْ فِيْهِ يَخْتَلِفُوْنَ ؕ اِنَّ

الله جي حضور ۾ ويجهو ڪن الله انهن ۾ فيصلو ڪندو ان ڳالهه جو جنهن ۾ اختلاف ڪري رهيا آهن وڪ بيشڪ الله

اللّٰهَ لَا يَهْدِيْ مَنْ هُوَ كٰذِبٌ كَفَّارٌ ﴿٣﴾ لَوْ اَرَادَ اللّٰهُ اَنْ يَّتَّخِذَ وَلَدًا

هدايت نه فرمائيندو اهڙي ڪوڙي ۽ ناشڪر کي وٺ. جيڪڏهن الله پنهنجي واسطي پٽ بنائڻ چاهي ها ته پنهنجي مخلوق مان

لَّاصْطَفٰى مِمَّا يَخْلُقُ مَا يَشَآءُ ۙ سُبْحٰنَهٗ ؕ هُوَ اللّٰهُ الْوَاحِدُ الْقَهَّارُ ﴿٤﴾

جنهن کي چاهي ها چونڊي وٺي ها وٺ پاڪائي آهي سندس وٺ اهو آهي هڪ الله وٺ سڀني تي غالب.

خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ بِالْحَقِّ ۚ يُكَوِّرُ الَّيْلَ عَلَى النَّهَارِ وَيُكَوِّرُ

انهي آسمان ۽ زمين برحق ٺاهيا رات کي ڏينهن تي ليپيٽي ٿو ۽

النَّهَارَ عَلَى الَّيْلِ وَسَخَّرَ الشَّمْسَ وَالْقَمَرَ ؕ كُلٌّ يَّجْرِيْ لِاَجَلٍ مُّسَمًّى ؕ

ڏينهن کي رات تي ليپيٽي ٿو وٺ۱۲ ان سج ۽ چنڊ کي ڪم تي لڳايو هر هڪ، هڪ مقرر مدي تائين هلي ٿو وٺ۱۳

اَلَا هُوَ الْعَزِيْزُ الْغَفَّارُ ﴿٥﴾ خَلَقَكُمْ مِّنْ نَّفْسٍ وَّاحِدَةٍ ثُمَّ جَعَلَ

ٻڌو اهو عزت وارو صاحب ۽ بخشڻهار آهي انهي توهان کي هڪڙي شخص مان پيدا ڪيو وٺ۱۴ پوءِ انهي منجهان

مِنْهَا زَوْجَهَا وَاَنْزَلَ لَكُمْ مِّنَ الْاَنْعَامِ ثَمٰنِيَةَ اَزْوَاجٍ ؕ يَخْلُقُكُمْ

انهي جو جوڙو پيدا ڪيائين وٺ۱۵ ۽ توهان جي واسطي چوپاين منجهان وٺ۱۶ اٺ جوڙا لاٿائين وٺ۱۷ توهان کي توهان جي

فِيْ بُطُوْنِ اُمَّهٰتِكُمْ خَلْقًا مِّنْۢ بَعْدِ خَلْقٍ فِيْ ظُلُمٰتٍ ثَلٰثٍ ؕ

مائرن جي پيٽ ۾ پيدا ڪري ٿو هڪ نموني کان پوءِ ٻيو نمونو وٺ۱۸ ٽن اوندهين ۾ وٺ۱۹

ذٰلِكُمُ اللّٰهُ رَبُّكُمْ لَهُ الْمُلْكُ ؕ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۚ فَاَنّٰى تُصْرَفُوْنَ ﴿٦﴾ اِنْ

اهو آهي الله توهان جو رب انهي جي بادشاهي آهي ان کان سواءِ ڪنهن جي بندگي نه آهي پوءِ ڪاڏي ڦيرايا وڃو ٿا. وٺ۲۰

تَكْفُرُوْا فَاِنَّ اللّٰهَ غَنِيٌّ عَنْكُمْ ۟ وَلَا يَرْضٰى لِعِبَادِهِ الْكُفْرَ ۚ وَاِنْ

جيڪڏهن توهان ناشڪري ڪريو ته پوءِ بيشڪ الله توهان کان بي نياز آهي وٺ۲۱ ۽ ڪين پسند ڪري ٿو پنهنجي ٻانهن جي ناشڪري، جيڪڏهن شڪر ڪندؤ

تَشْكُرُوْا يَرْضَهُ لَكُمْ ؕ وَلَا تَزِرُ وَازِرَةٌ وِّزْرَ اُخْرٰى ؕ ثُمَّ اِلٰى رَبِّكُمْ

ته ان کي توهان جي واسطي پسند فرمائي ٿو وٺ۲۲ ۽ ڪو به بار کڻندڙ ساهه ٻي جو بار نه کڻندو وٺ۲۳ پوءِ توهان کي پنهنجي رب جي

مَّرْجِعُكُمْ فَيُنَبِّئُكُمْ بِمَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ؕ اِنَّهٗ عَلِيْمٌۢ بِذَاتِ الصُّدُوْرِ ﴿٧﴾

طرف موٽڻو آهي وٺ۲۴ پوءِ اهو توهان کي خبر ڏيندو توهان جي عملن جي وٺ۲۵ بيشڪ اهو دلين جي ڳالهه ڄاڻي ٿو.



ڪ ايمان وارن کي جنت ۾ ۽ ڪافرن کي دوزخ ۾ داخل فرمائي ڪري.

وٺ۸ ڪوڙو هن ڳالهه ۾ ته بتن کي الله تعالى جي ويجهو ڪرڻ وارو ٻڌائي ۽ خدا جي لاءِ اولاد ٻڌائي ۽ اهڙو ناشڪر، جو بتن کي پوڄي.

وٺ۹ يعني جيڪڏهن بالفرض الله تعالى جي لاءِ اولاد ممڪن هجي ها ته اهو جنهن کي چاهي ها، اولاد بنائي ها، نه هي ته تجويز ڪافرن تي ڇڏي ها ته اهي جنهن کي چاهن، خدا جي اولاد قرار ڏين. (معاذالله).

وٺ۱۰ اولاد کان ۽ هر ان شيءِ کان جيڪا ان جي مقدس شان جي لائق نه آهي.

وٺ۱۱ نه ان جو ڪو شريڪ، نه ان جي ڪا اولاد.

وٺ۱۲ يعني ڪڏهن رات جي اونداهي سان ڏينهن جي هڪ حصي کي لڪائي ٿو ۽ ڪڏهن ڏينهن جو وقت گهٽائي رات کي وڌائي ٿو ڪڏهن رات گهٽائي ڏينهن کي وڌيڪ ڪري ٿو ۽ رات ۽ ڏينهن مان گهٽجڻ وارو گهٽجندي گهٽجندي ڏهن ڪلاڪن جو وڃي ٿو ۽ وڌڻ وارو وڌندي وڌندي چوڏهن ڪلاڪن جو ٿي وڃي ٿو.

وٺ۱۳ يعني قيامت تائين اهي پنهنجي مقرر نظام تي هلندا رهندا.

وٺ۱۴ يعني حضرت آدم عليه السلام مان.

وٺ۱۵ يعني حضرت حوا کي.

وٺ۱۶ يعني اٺ ۽ ڳئون، ٻڪري ۽ رڍ مان.

وٺ۱۷ يعني پيدا ڪيائين، جوڙن مان مراد نر ۽ ماديون آهن.

وٺ۱۸ يعني نطفو، وري علقه (رت جي ڳڀ) وري گوشت جو ٽڪر.

وٺ۱۹ هڪ اونداهي پيٽ جي، ٻي رحم جي ۽ ٽين ٻچيدانيءَ جي.

وٺ۲۰ ۽ حق جي طريقي کان ڦري ٿيرتا ٿا جو ان جي عبادت ڇڏي غير جي عبادت ڪريو ٿا. وٺ۲۱ يعني توهان جي طاعت ۽ عبادت کان ۽ توهان ئي ان جا محتاج آهيو ايمان آڻڻ ۾ توهان جو ئي نفعو ۽ ڪافر ٿي وڃڻ ۾ توهان جو ئي نقصان آهي. وٺ۲۲ جو اهو توهان جي ڪاميابي جو سبب آهي. ان تي توهان کي ثواب ڏيندو ۽ جنت عطا فرمائيندو. وٺ۲۳ يعني ڪو شخص ٻئي جي گناهه ۾ پڪڙيو نه ويندو. وٺ۲۴ آخرت ۾. وٺ۲۵ دنيا ۾ ۽ ان جي توهان کي جزا ڏيندو.

وَاِذَا مَسَّ الْاِنْسَانَ ضُرٌّ دَعَا رَبَّهٗ مُنِيْبًا اِلَيْهِ ثُمَّ اِذَا خَوَّلَهٗ نِعْمَةً

جڏهن ماڻهو کي ڪا تڪليف پهچي ٿي ف٢٦ ته پنهنجي رب کي پڪاري ٿو انهيءَ جي طرف جهڪندي ف٢٧ پوءِ جڏهن الله ان کي پاڻ وٽان

مِّنْهُ نَسِيَ مَا كَانَ يَدْعُوْٓا اِلَيْهِ مِنْ قَبْلُ وَجَعَلَ لِلّٰهِ اَنْدَادًا

ڪا نعمت ڏئي ٿو ته وساري ويهي ٿو جنهن جي واسطي اڳي پڪاريندو هو ف٢٨ ۽ الله جي واسطي شريڪ ٺاهڻ لڳي ٿو

لِّيُضِلَّ عَنْ سَبِيْلِهٖ ؕ قُلْ تَمَتَّعْ بِكُفْرِكَ قَلِيْلًا ۖۗ اِنَّكَ مِنْ اَصْحٰبِ

ف٢٩ جيئن ان جي وات کان گمراه ڪري. تون فرماءِ ف٣٠ ٿورو وقت پنهنجي ڪفر کان نفعو وٺي ف٣١ بيشڪ تون دوزخين مان آهين

النَّارِ ⑧ اَمَّنْ هُوَ قَانِتٌ اٰنَآءَ الَّيْلِ سَاجِدًا وَّقَآئِمًا يَّحْذَرُ الْاٰخِرَةَ وَ

ڇا اهو جنهن فرمانبرداري ۾ رات جون گهڙيون گذاريون سجدي ۽ قيام ۾ ف٣٢ آخرت کان ڊڄندي ۽ پنهنجي رب جي رحمت ۾ اميد رکندي

يَرْجُوْا رَحْمَةَ رَبِّهٖ ؕ قُلْ هَلْ يَسْتَوِي الَّذِيْنَ يَعْلَمُوْنَ وَالَّذِيْنَ لَا

ف٣٣ ڇا اهو نافرمان جهڙو ٿي ويندو تون فرماءِ ڇا برابر آهن ڄاڻڻ وارا ۽ اڻ ڄاڻ

يَعْلَمُوْنَ ؕ اِنَّمَا يَتَذَكَّرُ اُولُوا الْاَلْبَابِ ۟ ⑨ قُلْ يٰعِبَادِ الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اتَّقُوْا

نصيحت ته فقط عقل وارا مڃيندا آهن. تون فرماءِ اي منهنجا ٻانهو! جن ايمان آندو پنهنجي رب کان ڊڄو

رَبَّكُمْ ؕ لِلَّذِيْنَ اَحْسَنُوْا فِيْ هٰذِهِ الدُّنْيَا حَسَنَةٌ ؕ وَاَرْضُ اللّٰهِ وَاسِعَةٌ ؕ

ڀلائي وارن جي واسطي ف٣٤ هن دنيا ۾ ڀلائي آهي ف٣٥ ۽ الله جي زمين ڪشادي آهي ف٣٦

اِنَّمَا يُوَفَّى الصّٰبِرُوْنَ اَجْرَهُمْ بِغَيْرِ حِسَابٍ ⑩ قُلْ اِنِّيْٓ اُمِرْتُ اَنْ اَعْبُدَ

صبر وارن کي سندن ثواب ڀرپور ڏنو ويندو بغير حساب جي ف٣٧ تون فرماءِ ف٣٨ مون کي حڪم آهي ته الله جي عبادت ڪريان

اللّٰهَ مُخْلِصًا لَّهُ الدِّيْنَ ۟ ⑪ وَاُمِرْتُ لِاَنْ اَكُوْنَ اَوَّلَ الْمُسْلِمِيْنَ ⑫ قُلْ

خالص ان جو ٻانهو ٿي ڪري. ۽ مون کي حڪم آهي ته مان سڀني کان اڳ ۾ گردن جهڪايان ف٣٩. تون فرماءِ

اِنِّيْٓ اَخَافُ اِنْ عَصَيْتُ رَبِّيْ عَذَابَ يَوْمٍ عَظِيْمٍ ⑬ قُلِ اللّٰهَ اَعْبُدُ

بالفرض جيڪڏهن مون کان نافرماني ٿي وڃي ته مون کي به پنهنجي رب کان هڪ وڏي ڏينهن جي عذاب جو خوف آهي ف٤٠ تون فرماءِ مان الله جي ئي

مُخْلِصًا لَّهٗ دِيْنِيْ ۟ ⑭ فَاعْبُدُوْا مَا شِئْتُمْ مِّنْ دُوْنِهٖ ؕ قُلْ اِنَّ الْخٰسِرِيْنَ

عبادت ڪندس خالص ان جو ٻانهو ٿي ڪري. پوءِ تهان ان کان سواءِ جنهن جي وڻيو پوڄا ڪريو ف٤١ تون فرماءِ پوري طرح نامراد

الَّذِيْنَ خَسِرُوْٓا اَنْفُسَهُمْ وَاَهْلِيْهِمْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ؕ اَلَا ذٰلِكَ هُوَ الْخُسْرَانُ

اهي آهن جن پنهنجي پاڻ کي ۽ پنهنجي گهروارن کي قيامت جي ڏينهن گهاٽي ۾ وڌو ف٤٢ ٻڌو! اهو ئي کليل

منزل ٦

ف٢٦ هتي ماڻهو مان مراد مطلقًا ڪافر يا خاص ابوجهل يا عتبه بن ربيعه آهي.

ف٢٧ انهيءَ کي فرياد ڪري ٿو.

ف٢٨ يعني ان سختيءَ ۽ تڪليف کي وساري ڇڏي ٿو، جنهن جي لاءِ الله تعالیٰ کي فرياد ڪئي هئائين.

ف٢٩ يعني ضرورت جي پوري ٿيڻ کان پوءِ وري بُت پرستيءَ ۾ مبتلا ٿي وڃي ٿو.

ف٣٠ اي محبوب محمد مصطفیٰ صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم! ان ڪافر کي.

ف٣١ ۽ دنيا جي زندگي جا ڏينهن پورا ڪري وٺ.

ف٣٢ شانِ نزول:- حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما کان روايت ٿيل آهي ته هيءَ آيت حضرت ابوبڪر صديق ۽ حضرت عمر فاروق رضی الله تعالیٰ عنهما جي شان ۾ نازل ٿي ۽ حضرت ابن عمر رضی الله تعالیٰ عنه* جي حق ۾ نازل ٿي ۽ هڪ قول هي آهي ته حضرت ابن مسعود، حضرت عمار ۽ حضرت سلمان فارسي رضی الله تعالیٰ عنهم جي حق ۾ نازل ٿي. فائدو:- هن آيت مان ثابت ٿيو ته رات جا نفل ۽ عبادتون ڏينهن جي نفلن کان افضل آهن. ان جو هڪ سبب هي آهي ته رات جو عمل لڪل ٿئي ٿو، ان ڪري اهو رياء کان تمام پري ٿئي ٿو. ٻيو سبب هي ته دنيا جا ڪاروبار بند ٿين ٿا، ان ڪري دل ڏينهن جي به نسبت گهڻي فارغ ٿئي ٿي ۽ الله تعالیٰ ڏانهن توجهه ۽ خشوع ڏينهن کان رات ۾ وڌيڪ حاصل ٿئي ٿو. ٽيون سبب جڏهن ته رات آرام ۽ ننڊ جو وقت ٿئي ٿو، ان ڪري ان ۾ سجاڳ رهڻ نفس کي گهڻي مشقت ۽ ٿڪاوٽ ۾ وجهي ٿو ته پوءِ ثواب به ان جو زياده ٿيندو.

ف٣٣ هن مان ثابت ٿيو ته مؤمن جي لاءِ لازم آهي ته اهو خوف ۽ اميد جي وچ ۾ هجي، پنهنجي عمل جي ڪوتاهي تي نظر ڪري عذاب کان ڊڄندو رهي ۽ الله تعالیٰ جي رحمت جو اميدوار رهي. دنيا ۾ بالڪل بي خوف هجڻ يا الله تعالیٰ جي رحمت کان مطلقًا مايوس ٿيڻ اهي ٻئي قرآن ڪريم ۾ ڪافرن جون حالتون ٻڌايون ويون آهن قال الله تعالیٰ فَلَا يَاْمَنُ مَكْرَ اللّٰهِ اِلَّا الْقَوْمُ الْخٰسِرُوْنَ ۽ قال الله تعالیٰ لَا يَايْئَسُ مِنْ رَّوْحِ اللّٰهِ اِلَّا الْقَوْمُ الْكٰفِرُوْنَ.

ف٣٤ طاعت بجا آندي ۽ نيڪ عمل ڪيا.

ف٣٥ يعني صحت ۽ عافيت.

ف٣٦ هن ۾ هجرت جي ترغيب آهي ته جنهن شهر ۾ گناهن جي گهڻائي هجي ۽ اتي رهڻ سان ماڻهوءَ کي پنهنجي دينداري تي قائم رهڻ ڏکيو ٿي وڃي، ان کي گهرجي ته ان جڳهه کي ڇڏي ڏئي ۽ اتان هجرت ڪري وڃي. شانِ نزول:- هيءَ آيت حبشه جي مهاجرن جي حق ۾ نازل ٿي ۽ هي به چيو ويو آهي ته حضرت جعفر بن ابوطالب ۽ ان جي ساٿين جي حق ۾ نازل ٿي، جن مصيبتن ۽ تڪليفن تي صبر ڪيو ۽ هجرت ڪئي ۽ پنهنجي دين تي قائم رهيا، ان کي ڇڏڻ پسند نه ڪيائون. ف٣٧ حضرت علي المرتضیٰ رضی الله تعالیٰ عنه فرمايو ته صبر ڪرڻ وارن کان سواءِ هر نيڪي ڪرڻ واري جي نيڪين جو وزن ڪيو ويندو ۽ صبر ڪرڻ وارن کي گهڻو ۽ بي حساب ڏنو ويندو ۽ هي به روايت ٿيل آهي ته مصيبت ۽ تڪليف وارا حاضر ڪيا ويندا، نه انهن جي لاءِ ميزان قائم ڪئي ويندي، نه انهن جي لاءِ دفتر کوليا ويندا. انهن تي اجر ۽ ثواب جي بي حساب بارش ٿيندي ايستائين جو دنيا ۾ تندرستيءَ جي زندگي گذارڻ وارا انهن کي ڏسي ڪري آرزو ڪندا ته جيڪر! اهي مصيبت وارن مان هجن ها ۽ انهن جا جسم قينچين سان ڪٽيا ويا هجن ها ته اڄ هي صبر جو اجر لهن ها. ف٣٨ اي محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم! ف٣٩ ۽ طاعت ۽ اخلاص وارن ۾ مقدم ۽ سابق هجان. الله تعالیٰ پهريائين اخلاص جو حڪم ڏنو جيڪو دل جو عمل آهي پوءِ اطاعت يعني اعمالِ جوارح جو. ڇو ته شرعي احڪام رسول کان حاصل ٿين ٿا، اهي ئي انهن جي پهچائڻ وارا آهن ته پوءِ اهي انهن جي شروع ڪرڻ ۾ سڀني کان مقدم ۽ اول ٿيا. الله تعالیٰ پنهنجي رسول کي هي حڪم ڏيئي ڪري تنبيهه ڪئي ته ٻين تي ان جي پابندي نهايت ضروري آهي ۽ ٻين جي ترغيب جي لاءِ محبوب نبي عليه السلام کي هي حڪم ڏنو ويو. ف٤٠ شانِ نزول:- قريش جي ڪافرن محبوب نبي ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کي چيو هو ته توهان پنهنجي قوم جي سردارن ۽ پنهنجن رشتيدارن کي نٿا ڏسو جيڪي لات ۽ عزیٰ جي عبادت ڪن ٿا، انهن جي رد ۾ هيءَ آيت نازل ٿي. ف٤١ ته مڪي ۽ ملامت جي طريقي سان فرمايائون. ف٤٢ يعني گمراهي اختيار ڪري هميشه جي لاءِ جهنم جا حقدار ٿيا ۽ جنت جي نعمتن کان محروم رهيا، جيڪي ايمان آڻڻ تي انهن کي ملن ها.

* کان روايت ٿيل آهي ته هيءَ آيت حضرت عثمان غني رضی الله تعالیٰ عنه

الْمُبِيْنُ ﴿۱۵﴾ لَهُمْ مِّنْ فَوْقِهِمْ ظُلَلٌ مِّنَ النَّارِ وَمِنْ تَحْتِهِمْ ظُلَلٌ ؕ ذٰلِكَ

گهاٽو آهي انهن جي مٿان باهه جا ڇپر آهن ۽ انهن جي هيٺان ڇپر ف۴۳ هن سان الله

يُخَوِّفُ اللّٰهُ بِهٖ عِبَادَهٗ ؕ يٰعِبَادِ فَاتَّقُوْنِ ﴿۱۶﴾ وَالَّذِيْنَ اجْتَنَبُوا الطَّاغُوْتَ

ڊيڄاري ٿو پنهنجي ٻانهن کي ف۴۴ اي منهنجا ٻانهو ۽ مون کان ڊڄو ف۴۵ ۽ اهي جيڪي ٻُتن جي پوڄا کان بچيا

اَنْ يَّعْبُدُوْهَا وَاَنَابُوْۤا اِلَى اللّٰهِ لَهُمُ الْبُشْرٰى ۚ فَبَشِّرْ عِبَادِ ﴿۱۷﴾ الَّذِيْنَ

۽ الله جي طرف رجوع ڪيائون انهن جي واسطي خوشخبري آهي پوءِ خوشي ٻُڌاءِ منهنجن انهن ٻانهن کي

يَسْتَمِعُوْنَ الْقَوْلَ فَيَتَّبِعُوْنَ اَحْسَنَهٗ ؕ اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ هَدٰىهُمُ اللّٰهُ

جيڪي ڪن لائي ڳالهه ٻُڌن پوءِ اُن جي چڱي تي هلن ف۴۶ اهي آهن جن کي الله هدايت فرمائي

وَاُولٰٓئِكَ هُمْ اُولُوا الْاَلْبَابِ ﴿۱۸﴾ اَفَمَنْ حَقَّ عَلَيْهِ كَلِمَةُ الْعَذَابِ ؕ اَفَاَنْتَ

۽ اهي آهن عقل وارا ف۴۷ ڇا پوءِ اهو جنهن تي عذاب جي ڳالهه ثابت ٿي چُڪي نجات وارن جي برابر ٿي ويندو

تُنْقِذُ مَنْ فِى النَّارِ ﴿۱۹﴾ لٰكِنِ الَّذِيْنَ اتَّقَوْا رَبَّهُمْ لَهُمْ غُرَفٌ مِّنْ فَوْقِهَا

ڇا تون باهه جي حقدار کي هدايت ڏيئي ڇڏائي وٺندين. ف۴۸ پر جيڪي پنهنجي رب کان ڊڄن ف۴۹ انهن جي واسطي جنت جون

غُرَفٌ مَّبْنِيَّةٌ ۙ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ ؕ وَعْدَ اللّٰهِ ؕ لَا يُخْلِفُ اللّٰهُ

ماڙيون آهن انهن تي ٻيون ماڙيون ٺهيل ف۵۰ انهن جي هيٺان نهرون جاري آهن، الله جو واعدو، الله واعدي

الْمِيْعَادَ ﴿۲۰﴾ اَلَمْ تَرَ اَنَّ اللّٰهَ اَنْزَلَ مِنَ السَّمَآءِ مَآءً فَسَلَكَهٗ يَنَابِيْعَ فِى

جي خلاف نه ڪندو آهي. ڇا تو نه ڏٺو ته الله آسمان مان پاڻي لاٿو، پوءِ ان مان زمين ۾ چشمان

الْاَرْضِ ثُمَّ يُخْرِجُ بِهٖ زَرْعًا مُّخْتَلِفًا اَلْوَانُهٗ ثُمَّ يَهِيْجُ فَتَرٰىهُ مُصْفَرًّا

ناهيائين پوءِ ان سان پوک ڪڍي ٿو مختلف رنگن جي ف۵۱ پوءِ سُڪي وڃي ٿي ته تون ڏسندين ته اها ڦڪي ٿي وئي ف۵۲

ثُمَّ يَجْعَلُهٗ حُطَامًا ؕ اِنَّ فِىْ ذٰلِكَ لَذِكْرٰى لِاُولِى الْاَلْبَابِ ﴿۲۱﴾ اَفَمَنْ

پوءِ ان کي ذرا ذرا ڪري ڇڏي ٿو، بيشڪ ان ۾ نصيحت جي ڳالهه آهي عقلمندن جي واسطي ف۵۳ پوءِ ڇا اهو جنهن جو سينو

شَرَحَ اللّٰهُ صَدْرَهٗ لِلْاِسْلَامِ فَهُوَ عَلٰى نُوْرٍ مِّنْ رَّبِّهٖ ؕ فَوَيْلٌ لِّلْقٰسِيَةِ

الله اسلام جي واسطي کولي ڇڏيو ف۵۴ پوءِ اهو پنهنجي رب جي طرف کان نور تي آهي ف۵۵ سخت دل جهڙو ٿي ويندو پوءِ

قُلُوْبُهُمْ مِّنْ ذِكْرِ اللّٰهِ ؕ اُولٰٓئِكَ فِىْ ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ ﴿۲۲﴾ اَللّٰهُ نَزَّلَ اَحْسَنَ

ويل آهي انهن جي واسطي جن جو دليون خدا جي ياد جي طرف کان سخت ٿي ويون آهن ف۵۶ اهي کُليل گمراهي ۾ آهن. الله لاٿو سڀ کان سهڻو ڪتاب

ع ۱۲ / ۱۶

ف۴۳ يعني هر طرف کان باهه انهن کي گهيرو ڪيو آهي.

ف۴۴ ته ايمان آڻڻ ۽ منع ڪيل شين کان بچن.

ف۴۵ اهو ڪم نه ڪريو، جيڪو منهنجي ناراضگي جو سبب ٿئي.

ف۴۶ جنهن ۾ انهن جي ڀلائي هجي.

ف۴۷ شان نزول:- حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته جڏهن حضرت ابوبڪر صديق رضى الله تعالىٰ عنه ايمان آندو ته وٽس حضرت عثمان ۽ عبدالرحمان بن عوف، طلحه، زبير، سعد بن ابي وقاص ۽ سعيد بن زيد آيا ۽ کانئس حال معلوم ڪيائون. ان پنهنجي ايمان جي خبر ڏني. انهن سڀني ٻُڌي ايمان آندو انهن جي حق ۾ هيءَ آيت نازل ٿي فَبَشِّرْ عِبَادِ.

ف۴۸ جيڪي ازلي بدبخت ۽ علم الاهي ۾ جهنمي آهن حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته مُراد هن مان ابولهب ۽ سندس پُٽ آهن.

ف۴۹ ۽ انهن الله تعالىٰ جي فرمانبرداري ڪئي.

ف۵۰ يعني جنت جون بلند مرتبي واريون منزلون، جن جي مٿان تمام بلند مرتبي واريون منزلون آهن.

ف۵۱ پيلي، سائي، ڳاڙهي ۽ سفيد قسم قسم جي ڪڻڪ، جَوَ ۽ ٻيون نمونين جا اناج.

ف۵۲ سرسبز ۽ شاداب ٿيڻ کان پوءِ.

ف۵۳ جيڪي ان سان الله تعالىٰ جي وحدانيت ۽ قدرت تي دليل قائم ڪن ٿا.

ف۵۴ ۽ ان کي حق جي قبول ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي.

ف۵۵ يعني يقين ۽ هدايت تي. حديث شريف ۾ آهي ته جڏهن محبوب رسول رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن هيءَ آيت تلاوت فرمائي ته صحابه ڪرام عرض ڪيو يا رسول الله (صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم) سيني جو کلڻ ڪهڙي طرح ٿئي ٿو؟ فرمايائون ته جڏهن نور دل ۾ داخل ٿئي ٿو ته اها کلي وڃي ٿي ۽ ان ۾ ڪشادگي ٿئي ٿي. صحابه ڪرام عرض ڪيو ان جي ڪهڙي نشاني آهي؟ فرمايائون دارالخلود جي طرف متوجه ٿيڻ ۽ دارالغرور (دُنيا) کان پري رهڻ ۽ موت جي لاءِ ان جي اچڻ کان اڳ آماده ٿيڻ.

ف۵۶ نفس جڏهن خبيث ٿئي ٿو ته حق جي قبول ڪرڻ کان ان کي تمام دُوري ٿئي ٿي ۽ ذڪر الله جي ٻُڌڻ سان ان جي سختي ۽ رنجش وڌي ٿي. جيئن سج جي گرمي کان ميڻ نرم ٿي وڃي ٿي ۽ لوڻ سخت ٿي وڃي ٿو، ايئن ئي ذڪر الله سان مؤمنن جون دليون نرم ٿين ٿيون ۽ ڪافرن جي دلين ۾ سختي زياده وڌي ٿي.

فائدو:- هن آيت مان انهن ماڻهن کي عبرت حاصل ڪرڻ گهرجي جن ذڪر الله جو روڪڻ پنهنجو دستور بڻائي ڇڏيو آهي، اهي صوفين جي ذڪر کي به روڪن ٿا. نمازن کان پوءِ ذڪر الله ڪرڻ وارن کي به روڪين ۽ منع ڪن ٿا. ايصالِ ثواب جي لاءِ قرآن ڪريم ۽ ڪلمي پڙهڻ وارن کي به بدعتي ڪرن ٿا ۽ انهن ذڪر جي محفلن کان نهايت گهبرائن ٿا ۽ ڀڄن ٿا. الله تعالىٰ هدايت ڏئي.

الْحَدِيثِ كِتَٰبًا مُّتَشَٰبِهًا مَّثَانِيَ تَقْشَعِرُّ مِنْهُ جُلُودُ الَّذِينَ

و٥٧ جو اول کان آخر تائين هڪجهڙو آهي و٥٨ تڪرارسان بيان ڪندڙ و٥٩ ان سان وارڪاندا جي ويندا آهن انهن جي بدن تي

يَخْشَوْنَ رَبَّهُمْ ثُمَّ تَلِينُ جُلُودُهُمْ وَقُلُوبُهُمْ إِلَىٰ ذِكْرِ اللَّهِ ذَٰلِكَ

جيڪي پنهنجي رب کان ڊڄندا آهن پوءِ انهن جا کلون ۽ سندن دليون نرم ٿي پون ٿيون، خدا جي يادگيري جي شوق ۾ و٦٠

هُدَى اللَّهِ يَهْدِي بِهِ مَن يَشَاءُ وَمَن يُضْلِلِ اللَّهُ فَمَا لَهُ مِنْ

اها الله جي هدايت آهي ان سان وات ڏيکاري جنهن کي گهري ۽ جنهن کي الله گمراهه ڪري ته ان کي ڪو راهه ڏيکارڻ وارو نه آهي

هَادٍ ﴿٢٣﴾ أَفَمَن يَتَّقِي بِوَجْهِهِ سُوءَ الْعَذَابِ يَوْمَ الْقِيَامَةِ وَقِيلَ لِلظَّالِمِينَ

ڇا پوءِ اهو جيڪو قيامت جي ڏينهن بُري عذاب کان ڍال نه لهندو پنهنجي مُنهن کان سواءِ و٦١ نجات واري وانگر ٿي ويندو و٦٢

ذُوقُوا مَا كُنتُمْ تَكْسِبُونَ ﴿٢٤﴾ كَذَّبَ الَّذِينَ مِن قَبْلِهِمْ فَأَتَاهُمُ

۽ ظالمن کي فرمايو ويندو ته پنهنجي ڪرتوتن (جي سزا) چکو و٦٣ انهن کان اڳين ڪوڙو سمجهيو و٦٤

الْعَذَابُ مِنْ حَيْثُ لَا يَشْعُرُونَ ﴿٢٥﴾ فَأَذَاقَهُمُ اللَّهُ الْخِزْيَ فِي

پوءِ انهن تي عذاب آيو جتان انهن کي خبر به نه پيئي. و٦٥ الله انهن کي دُنيا جي زندگي ۾

الْحَيَاةِ الدُّنْيَا وَلَعَذَابُ الْآخِرَةِ أَكْبَرُ لَوْ كَانُوا يَعْلَمُونَ ﴿٢٦﴾ وَلَقَدْ

خواري جو مزو چکايو و٦٦ ۽ بيشڪ آخرت جو عذاب سڀ کان وڏو آهي جيڪر اهي ڄاڻن ها و٦٧

ضَرَبْنَا لِلنَّاسِ فِي هَٰذَا الْقُرْآنِ مِن كُلِّ مَثَلٍ لَّعَلَّهُمْ يَتَذَكَّرُونَ ﴿٢٧﴾

۽ بيشڪ اسان ماڻهن جي واسطي هن قرآن ۾ هر قسم جا مثال بيان فرمايا جو ڪنهن طرح انهن کي

قُرْآنًا عَرَبِيًّا غَيْرَ ذِي عِوَجٍ لَّعَلَّهُمْ يَتَّقُونَ ﴿٢٨﴾ ضَرَبَ اللَّهُ مَثَلًا رَّجُلًا

نصيحت ٿئي. و٦٨ عربي زبان جو قرآن و٦٩ جنهن ۾ ڪا به ڏنگائي نه آهي و٧٠ ڪ جو من اهي ڊڄن و٧١ الله هڪ مثال

فِيهِ شُرَكَاءُ مُتَشَاكِسُونَ وَرَجُلًا سَلَمًا لِّرَجُلٍ هَلْ يَسْتَوِيَانِ مَثَلًا

بيان فرمائي ٿو و٧٢ هڪڙي غلام ۾ ڪيترائي بدعادت مالڪ شريڪ هجن ۽ هڪڙو ٻيو هڪ مالڪ جو هجي

الْحَمْدُ لِلَّهِ بَلْ أَكْثَرُهُمْ لَا يَعْلَمُونَ ﴿٢٩﴾ إِنَّكَ مَيِّتٌ وَإِنَّهُم مَّيِّتُونَ ﴿٣٠﴾

ڇا انهن ٻنهي جو حال هڪجهڙو آهي و٧٣ سمورو ساراهون خوبيون الله جي واسطي و٧٤ بلڪ انهن جا گهڻا نه ٿا ڄاڻن و٧٥

ثُمَّ إِنَّكُمْ يَوْمَ الْقِيَامَةِ عِندَ رَبِّكُمْ تَخْتَصِمُونَ ﴿٣١﴾

بيشڪ توهان کي انتقال فرمائڻو آهي ۽ انهن کي مرڻو آهي و٧٦ پوءِ توهان قيامت جي ڏينهن پنهنجي رب وٽ جهڳڙو ڪندؤ و٧٧

وقف لازم

ع ٣ ١٠ ١٧



و٥٧ قرآن شريف ۾ جيڪو عبارت ۾ اهڙو فصيح ۽ بليغ، جو ڪو ڪلام ان سان ڪجهه نسبت ئي نه ٿو رکي سگهي. مضمون نهايت دلپذير هجڻ جي باوجود جو نه نظم آهي، نه شعر، نرالي اسلوب تي آهي ۽ معنيٰ ۾ اهڙو بلند مرتبو جو علمن جو جامع ۽ معرفتِ الاهي جهڙي عظيم الشان نعمت جو رهنما ۽ اڳواڻ.

و٥٨ حُسن ۽ خوبي ۾.

و٥٩ ته ان ۾ واعدي سان گڏ وعيد ۽ امر سان گڏ نهي ۽ اخبار سان گڏ احڪام.

و٦٠ حضرت قتاده رضى الله تعالىٰ عنه فرمايو ته هي اولياءُ الله جي صفت آهي ته ذڪرِ الاهي سان انهن جا وار اُڀا ٿين ٿا ۽ جسم ڏڪن ٿا ۽ دليون آرام لهن ٿيون.

و٦١ اهو ڪافر آهي، جنهن جا هٿ ڪنڌ سان ملائي ٻڌا ويندا ۽ ان جي ڪنڌ ۾ گندرف جو هڪ سڙندڙ جبل پيو هوندو ۽ جيڪو ان جي منهن کي ساڙيندو هوندو. ان حال ۾ اوندو ڪري جهنم جي باهه ۾ اُڇلايو ويندو.

و٦٢ يعني ان مؤمن وانگر جيڪو عذاب کان مامون ۽ محفوظ هجي.

و٦٣ يعني دُنيا ۾ جيڪو ڪفر ۽ سرڪشي اختيار ڪئي هيوَ هاڻي ان جو وبال ۽ عذاب برداشت ڪريو.

و٦٤ يعني مڪي جي ڪافرن کان اڳ ڪافرن رسولن کي ڪوڙو ڄاتو.

و٦٥ عذاب اچڻ جو خطرو به نه هو ۽ غفلت ۾ پيل هُئا.

و٦٦ ڪنهن قوم جون صورتون مسخ ڪيائين، ڪنهن کي زمين ۾ دٻايائين.

و٦٧ ۽ ايمان آڻن ها، تڪذيب نه ڪن ها.

و٦٨ ۽ اهي نصيحت قبول ڪن.

و٦٩ اهڙو فصيح، جنهن فصيحن ۽ بليغن کي عاجز ڪري ڇڏيو.

و٧٠ يعني تناقض ۽ اختلاف کان پاڪ.

و٧١ ۽ ڪفر ۽ تڪذيب کان باز اچن.

و٧٢ مُشرڪ ۽ موحد جو.

و٧٣ يعني هڪ جماعت جو غلام نهايت پريشان ٿئي ٿو، جو هر هڪ آقا ان کي پنهنجي طرف ڇڪي ٿو ۽ پنهنجا ڪم ٻُڌائي ٿو. اهو حيران آهي ته ڪنهن جو ڪم پورو ڪري ۽ ڪهڙي طرح سڀني آقائن کي راضي ڪري ۽ خود ان غلام کي ڪا حاجت ۽ ضرورت پيش ٿئي ته ڪهڙي آقا کي چوي. بخلاف ان غلام جي، جنهن جو هڪ ئي آقا هجي، اهو ان جي خدمت ڪري ان کي راضي ڪري سگهي ٿو ۽ جڏهن ڪا حاجت پيش اچيس ته ان کي ئي عرض ڪري سگهي ٿو. ان کي ڪا پريشاني پيش نه ٿي اچي. اهو ئي مؤمن جو حال آهي، جيڪو هڪ مالڪِ حقيقي جو ٻانهو آهي، انهيءَ جي عبادت ڪري ٿو ۽ مُشرڪ جماعت جي غلام وانگر آهي، جو ان گهڻائي معبود قرار ڏيئي ڇڏيا آهن. و٧٤ جيڪو اڪيلو آهي، ان کان سواءِ ڪو به معبود نه آهي. و٧٥ ته ان کان سواءِ ڪو عبادت جو حقدار نه آهي. و٧٦ هِن ۾ ڪافرن جو رد آهي، جيڪي محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي وفات جو انتظار ڪندا رهندا هُئا. انهن کي فرمايو ويو ته خود مرڻ وارا ٿي ڪري ٻئي جي موت جو انتظار ڪرڻ بيوقوفي آهي. ڪافر ته حياتيءَ ۾ به مُئل آهن ۽ نبين سڳورن جو موت هڪ گهڙيءَ جي لاءِ ٿئي ٿو. وري ان کي حياتي فرمائي وڃي ٿي. ان تي ڪيترائي شرعي دليل قائم آهن. و٧٧ نبي سڳورا اُمت تي حجت قائم ڪندا ته انهن رسالت جي تبليغ ڪئي ۽ دين جي دعوت ڏيڻ ۾ بليغ ڪوشش ڪئي ۽ طاقت صرف فرمائي ۽ ڪافر اجايو معذرتون پيش ڪندا. هي به چيو ويو آهي ته مُراد عام جهڳڙو آهي ته ماڻهو دنيوي حقن ۾ جهڳڙو ڪندا ۽ هر هڪ پنهنجو حق طلب ڪندو.

فَمَنْ اَظْلَمُ مِمَّنْ كَذَبَ عَلَى اللّٰهِ وَ كَذَّبَ

پوءِ ان کان وڌيڪ ظالم ڪير آهي جيڪو الله تي ڪوڙ ٻڌي ف٧٨ ۽ حق کي ڪوڙو چوي ف٧٩

بِالصِّدْقِ اِذْ جَآءَهٗ ؕ اَلَيْسَ فِيْ جَهَنَّمَ مَثْوًى لِّلْكٰفِرِيْنَ ﴿۳۲﴾

جڏهن ان وٽ اچي، ڇا ڪافرن جو ٺڪاڻو جهنم ۾ نه آهي؟

وَالَّذِيْ جَآءَ بِالصِّدْقِ وَ صَدَّقَ بِهٖۤ اُولٰٓئِكَ هُمُ

۽ اهو جيڪو هي سچ کڻي تشريف وٺي آيو ف٨٠ ۽ اهو جنهن هن جي تصديق ڪئي ف٨١ اهي ئي آهن

الْمُتَّقُوْنَ ﴿۳۳﴾ لَهُمْ مَّا يَشَآءُوْنَ عِنْدَ رَبِّهِمْ ؕ ذٰلِكَ جَزٰٓؤُا

خوف وارا. انهن جي واسطي آهي جيڪي اهي گهرن پنهنجي رب وٽ اهو ئي آهي انعام

الْمُحْسِنِيْنَ ﴿۳۴﴾ ۚۖ لِيُكَفِّرَ اللّٰهُ عَنْهُمْ اَسْوَاَ الَّذِيْ عَمِلُوْا

نيڪن جو. جيئن الله ميٽي ڇڏي انهن کان سندن بري کان برا ڪم

وَ يَجْزِيَهُمْ اَجْرَهُمْ بِاَحْسَنِ الَّذِيْ كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿۳۵﴾

۽ انهن کي سندن ثواب جو انعام ڏي سٺي کان سٺي ڪم تي ف٨٢ جو جيڪي اهي ڪندا هُئا

اَلَيْسَ اللّٰهُ بِكَافٍ عَبْدَهٗ ؕ وَ يُخَوِّفُوْنَكَ بِالَّذِيْنَ مِنْ

ڇا الله پنهنجي ٻانهي کي ڪافي نه آهي ف٨٣ ۽ توکي ڊيڄارن ٿا ان کان سواءِ ٻين کان ف٨٤

دُوْنِهٖ ؕ وَمَنْ يُّضْلِلِ اللّٰهُ فَمَا لَهٗ مِنْ هَادٍ ﴿۳۶﴾ ۚ وَمَنْ يَّهْدِ

۽ جنهن کي الله گمراهه ڪري ان کي ڪو به هدايت ڪرڻ وارو نه آهي. ۽ جنهن کي الله هدايت ڪري

اللّٰهُ فَمَا لَهٗ مِنْ مُّضِلٍّ ؕ اَلَيْسَ اللّٰهُ بِعَزِيْزٍ ذِي انْتِقَامٍ ﴿۳۷﴾ وَ

ان کي ڪو به ڀٽڪائڻ وارو نه آهي ڇا الله غالب بدلي وٺڻ وارو نه آهي؟ ف٨٥

لَئِنْ سَاَلْتَهُمْ مَّنْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ لَيَقُوْلُنَّ اللّٰهُ ؕ

۽ جيڪڏهن تون انهن کان پڇين ته آسمان ۽ زمين ڪنهن ٺاهيا ته ضرور چوندا الله

قُلْ اَفَرَءَيْتُمْ مَّا تَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ اِنْ اَرَادَنِيَ اللّٰهُ

ف٨٦ تون فرماءِ ڀلا ٻڌايو ته اهي جن کي توهان الله کان سواءِ پوڄيو ٿا ف٨٧ جيڪڏهن الله مون کي ڪا تڪليف پهچائڻ گهري

بِضُرٍّ هَلْ هُنَّ كٰشِفٰتُ ضُرِّهٖۤ اَوْ اَرَادَنِيْ بِرَحْمَةٍ هَلْ

ف٨٨ ته ڇا اهي ان جي موڪليل تڪليف کي ٽاري ڇڏيندا يا اهو مون تي مهرباني فرمائڻ چاهي

منزل ٦

ف٧٨ ۽ ان جي لاءِ شريڪ ۽ اولاد قرار ڏيئي. ف٧٩ يعني قرآن شريف کي يا معجزن رسول عليه الصلوٰة والسلام جي رسالت کي. ف٨٠ يعني رسول ڪريم محبوب عظيم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن توحيد الاهي آندي. ف٨١ يعني حضرت ابو بڪر صديق رضى الله تعالىٰ عنه يا سمورا مؤمن. ف٨٢ يعني انهن جي بُراين تي پڪڙ نه ٿيندي ۽ نيڪين جي بهترين جزا عطا فرمائي. ف٨٣ يعني محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي لاءِ هڪ قرأت ۾ عِبَادَهٗ به آيو آهي. هن صورت ۾ نبي سڀ مُراد آهن جن سان سندن قومن ايذاء پهچائڻ جا ارادا ڪيا. الله تعالىٰ انهن کي دُشمنن جي شر کان محفوظ رکيو ۽ انهن جي ڪفايت فرمائي. ف٨٤ يعني بُتن کان. واقعو هي هو ته عرب جي ڪافرن محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي ڊيڄارڻ گهريو ۽ ڪين چيو ته توهان اسان جي معبودن يعني بُتن جي بُراين بيان ڪرڻ کان باز اچو، ورنه اهي توهان کي نقصان پهچائيندا هلاڪ ڪندا يا عقل کي فاسد ڪري ڇڏيندا. ف٨٥ بيشڪ اهو پنهنجن دشمنن کان بدلو وٺي ٿو. ف٨٦ يعني هي مُشرڪ خدا قادر عليم حڪيم جي هستيءَ جا ته اقراري آهن ۽ اها ڳالهه ساري خلق وٽ تسليم ٿيل آهي ۽ خلق جي فطرت ان جي شاهد آهي ۽ جيڪو شخص آسمانن ۽ زمين جي عجائب ۾ نظر ڪري، ان کي يقيني طور تي معلوم ٿي وڃي ٿو ته هي موجودات هڪ قادر حڪيم جي ٺاهيل آهي. الله تعالىٰ پنهنجي حبيب عليه الصلوٰة والسلام جن کي حڪم ڏئي ٿو ته توهان انهن مُشرڪن تي حُجت قائم ڪريو. اها هن طرح فرمائي ٿو. ف٨٧ يعني بُتن کي. هي ته ٻڌو سوڌو اهي ڪا به قدرت رکن ٿا ۽ ڪنهن ڪم به اچي سگهن ٿا؟ ف٨٨ ڪنهن قسم جي، مرض يا ڏڪر يا مفلسي جي يا ٻي ڪا.

هُنَّ مُمۡسِكٰتُ رَحۡمَتِهٖ ؕ قُلۡ حَسۡبِیَ اللّٰهُ ؕ عَلَیۡهِ یَتَوَکَّلُ

چا اهي ان جي مِهر کي روڪي ڇڏيندا ف٨٩ تون فرماءِ الله مون کي ڪافي آهي ف٩٠ ڀروسي وارا ان تي

الۡمُتَوَکِّلُوۡنَ ﴿۳۸﴾ قُلۡ یٰقَوۡمِ اعۡمَلُوۡا عَلٰی مَکَانَتِکُمۡ اِنِّیۡ عَامِلٌ ۚ

ڀروسو ڪن. تون فرماءِ اي منهنجي قوم توهان پنهنجي جاءِ تي ڪم ڪندا رهو ف٩١ مان پنهنجو ڪم ڪريان ٿو ف٩٢

فَسَوۡفَ تَعۡلَمُوۡنَ ﴿ۙ۳۹﴾ مَنۡ یَّاۡتِیۡهِ عَذَابٌ یُّخۡزِیۡهِ وَ یَحِلُّ عَلَیۡهِ

پوءِ اڳتي توهان کي ڄاڻ پوندي. ڪنهن تي اچي ٿو خوار ڪرڻ وارو عذاب ف٩٣ ۽ ڪنهن تي لهي ٿو قائم رهڻ وارو

عَذَابٌ مُّقِیۡمٌ ﴿۴۰﴾ اِنَّاۤ اَنۡزَلۡنَا عَلَیۡکَ الۡکِتٰبَ لِلنَّاسِ بِالۡحَقِّ ۚ

عذاب ف٩٤. بيشڪ اسان توتي هي ڪتاب حق سان نازل فرمايو ماڻهن جي هدايت جي واسطي ف٩٥

فَمَنِ اهۡتَدٰی فَلِنَفۡسِهٖ ۚ وَ مَنۡ ضَلَّ فَاِنَّمَا یَضِلُّ عَلَیۡهَا ۚ

پوءِ جنهن سڌي راهه ورتي ته سندس ڀلو ٿيو ف٩٦ ۽ جيڪو ٿيڪيو ته اهو پنهنجي نقصان جي واسطي ئي ٿيڪيو ف٩٧

وَ مَاۤ اَنۡتَ عَلَیۡهِمۡ بِوَکِیۡلٍ ﴿٪۴۱﴾ اَللّٰهُ یَتَوَفَّی الۡاَنۡفُسَ حِیۡنَ

۽ تون انهن جو ڪجهه ذميوار نه آهين ف٩٨. الله وفات ڏئي ٿو ساهن کي انهن جي موت

مَوۡتِهَا وَ الَّتِیۡ لَمۡ تَمُتۡ فِیۡ مَنَامِهَا ۚ فَیُمۡسِکُ الَّتِیۡ قَضٰی

جي وقت ۽ جيڪي نه مرن انهن کي ننڊ ۾ پوءِ جنهن تي موت جو حڪم فرمائي ڇڏيائين

عَلَیۡهَا الۡمَوۡتَ وَ یُرۡسِلُ الۡاُخۡرٰۤی اِلٰۤی اَجَلٍ مُّسَمًّی ؕ اِنَّ

ان کي روڪي رکي ٿو ف٩٩ ۽ ٻي کي ف١٠٠ هڪ مقرر مدت تائين ڇڏي ڏي ٿو ف١٠١ بيشڪ ضرور ان ۾

فِیۡ ذٰلِکَ لَاٰیٰتٍ لِّقَوۡمٍ یَّتَفَکَّرُوۡنَ ﴿۴۲﴾ اَمِ اتَّخَذُوۡا مِنۡ دُوۡنِ

نشانيون آهن سوچڻ وارن جي واسطي. ف١٠٢ ڇا انهن الله جي مقابلي ۾ ڪي سفارشي ٺاهي

اللّٰهِ شُفَعَآءَ ؕ قُلۡ اَوَ لَوۡ کَانُوۡا لَا یَمۡلِکُوۡنَ شَیۡئًا وَّ لَا یَعۡقِلُوۡنَ ﴿۴۳﴾

رکيا آهن ف١٠٣ تون فرماءِ ڇا جيترو ٺيڪ اهي ڪنهن به شيءِ جا مالڪ نه هجن ف١٠٤ ۽ عقل نه رکن.

قُلۡ لِّلّٰهِ الشَّفَاعَةُ جَمِیۡعًا ؕ لَهٗ مُلۡکُ السَّمٰوٰتِ وَ الۡاَرۡضِ ؕ ثُمَّ

تون فرماءِ شفاعت ته سموري الله جي هٿ ۾ آهي ف١٠٥ انهي جي ئي واسطي آسمانن ۽ زمين جي بادشاهي آهي

اِلَیۡهِ تُرۡجَعُوۡنَ ﴿۴۴﴾ وَ اِذَا ذُکِرَ اللّٰهُ وَحۡدَهُ اشۡمَاَزَّتۡ قُلُوۡبُ

پوءِ توهان کي انهي ڏي ئي طرف موٽڻو آهي ف١٠٦ ۽ جڏهن الله وحده (اڪيلي) جو ذڪر ڪيو وڃي ٿو ته دليون سڪڙجي وڃن ٿيون

ع ١٠



ف٨٩ جڏهن نبي ڪريم محبوب سيد عالم صلی اللّٰه تعالیٰ علیه وآله وسلم جن مشرڪن کي اهو سوال فرمايو ته اهي لاجواب ٿيا ۽ ماٺ ٿي ويا. هاڻي حجت پوري ٿي وئي ۽ انهن جي ماٺ واري اقرار مان ثابت ٿيو ته بُت صرف بي قدرت آهن، نه ڪو نفعو پهچائي سگهن ٿا، نه ڪو نقصان. انهن جي عبادت ڪرڻ نهايت ئي جهالت آهي. ان ڪري الله تبارڪ وتعاليٰ پنهنجي حبيب صلی اللّٰه تعالیٰ علیه وآله وسلم جن کي ارشاد فرمايو. ف٩٠ منهنجو انهي تي ڀروسو آهي ۽ جنهنجو الله تعاليٰ تي ڀروسو هجي، اهو ڪنهن کان به نه ٿو ڊڄي. توهان مون کي بُتن جهڙن بي قدرت ۽ بي اختيار شين کان ڊيڄاريو ٿا، اها توهان جي نهايت ئي بي وقوفي ۽ جهالت آهي. ف٩١ ۽ جيڪي جيڪي مڪر ۽ حيلا توهان کان ٿي سگهن، منهنجي دشمني ۾ سڀ ٿي ڪري رکو. ف٩٢ جنهن تي مقرر ٿيل آهيان يعني دين جو قائم ڪرڻ ۽ الله تعاليٰ منهنجو معين ۽ مددگار آهي ۽ انهي تي منهنجو ڀروسو آهي. ف٩٣ اهڙي طرح اهي بدر جي ڏينهن خواري جي عذاب ۾ مبتلا ٿيا. ف٩٤ يعني هميشه ٿيندو ۽ اهو عذاب جهنم آهي ف٩٥ ته جيئن ان مان هدايت حاصل ڪن. ف٩٦ ته ان هدايت جو نفعو اهو ئي پليندو. ف٩٧ سندس گمراهي جو نقصان ۽ وبال انهي تي ڪرندو. ف٩٨ توهان کان انهن جي تقصير جي پڇا نه ٿيندي. ف٩٩ يعني ان جان کي ان جي جسم جي طرف واپس نه ٿو ڪري. ف١٠٠ جنهنجو موت مقدر نه فرمايو ان کي. ف١٠١ يعني سندس موت جي وقت تائين. ف١٠٢ جيڪي سوچن ۽ سمجهن ته جيڪو ان تي قادر آهي، اهو ضرور مُئلن کي زنده ڪرڻ تي قادر آهي. ف١٠٣ يعني بُت، جن جي نسبت اهي چوندا هئا ته هي الله تعاليٰ وٽ اسان جا شفيع آهن. ف١٠٤ نه شفاعت جا، نه ڪنهن ٻي شيءِ جا ف١٠٥ جنهن کي انهي جي طرفان اجازت هجي اهو ئي شفاعت ڪري سگهي ٿو ۽ الله تعاليٰ پنهنجن پيارن مان جنهن کي شفاعت ڪرڻ جي اجازت ڏئي ٿو، بُتن کي ان شفيع نه بڻايو ۽ عبادت ته خدا کان سواءِ ڪنهن جي به جائز نه آهي، شفيع هجي يا نه هجي. ف١٠٦ آخرت ۾.

الَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ بِالْاٰخِرَةِ ۚ وَاِذَا ذُكِرَ الَّذِيْنَ مِنْ دُوْنِهٖٓ

انهن جون جن جو آخرت تي ايمان نه آهي ڪ١٠٧ ۽ جڏهن الله کان سواءِ ٻين جو ذڪر ٿئي ٿو

اِذَا هُمْ يَسْتَبْشِرُوْنَ ۝٤٥ قُلِ اللّٰهُمَّ فَاطِرَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ

ف١٠٨ تڏهن اهي خوشيون ملهائن ٿا. تون عرض ڪر اي الله آسمانن ۽ زمين جا خالق

عٰلِمَ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ اَنْتَ تَحْكُمُ بَيْنَ عِبَادِكَ فِيْ مَا

ڳجهه ۽ ظاهر کي ڄاڻڻ وارا تون ئي پنهنجن ٻانهن ۾ فيصلو فرمائيندين جن ڳالهين

كَانُوْا فِيْهِ يَخْتَلِفُوْنَ ۝٤٦ وَلَوْ اَنَّ لِلَّذِيْنَ ظَلَمُوْا مَا فِي الْاَرْضِ

۾ اهي اختلاف ڪندا هئا. ف١٠٩ ۽ جيڪڏهن ظالمن جي واسطي هجي ها زمين ۾ موجود

جَمِيْعًا وَّمِثْلَهٗ مَعَهٗ لَافْتَدَوْا بِهٖ مِنْ سُوْٓءِ الْعَذَابِ

سڀ ڪا شيءِ ۽ ان سان گڏ اوترو ٻيو ف١١٠ ته اهو سمورو ڇڏائڻ ۾ ڏين ها قيامت جي ڏينهن وڏي

يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ۭ وَبَدَا لَهُمْ مِّنَ اللّٰهِ مَا لَمْ يَكُوْنُوْا يَحْتَسِبُوْنَ ۝٤٧

عذاب کان ف١١١ ۽ انهن کي الله جي طرف کان اها ڳالهه ظاهر ٿي جيڪا انهن جي خيال ۾ نه هئي ف١١٢

وَبَدَا لَهُمْ سَيِّاٰتُ مَا كَسَبُوْا وَحَاقَ بِهِمْ مَّا كَانُوْا بِهٖ

۽ انهن تي سندن ڪُڏا ڪرتوت کُلي پيا ف١١٣ ۽ انهن تي اچي ٿيو اهو جنهن تي مسخري

يَسْتَهْزِءُوْنَ ۝٤٨ فَاِذَا مَسَّ الْاِنْسَانَ ضُرٌّ دَعَانَا ۡ ثُمَّ اِذَا

ڪندا هئا. ف١١٤ پوءِ جڏهن ماڻهوءَ کي ڪا تڪليف پهچي ٿي ته اسان کي سڏي ٿو، پوءِ جڏهن اسان ان کي ڪا نعمت

خَوَّلْنٰهُ نِعْمَةً مِّنَّا ۙ قَالَ اِنَّمَآ اُوْتِيْتُهٗ عَلٰي عِلْمٍ ۭ بَلْ هِيَ

پنهنجي طرف کان عنايت ڪريون، چوي ٿو اها ته مون کي علم جي ڪري ملي آهي ف١١٥ بلڪ اها ته آزمائش آهي

فِتْنَةٌ وَّلٰكِنَّ اَكْثَرَهُمْ لَا يَعْلَمُوْنَ ۝٤٩ قَدْ قَالَهَا الَّذِيْنَ مِنْ

ف١١٦ پر انهن مان گهڻن کي علم ئي ڪونهي ف١١٧ انهن کان اڳيان به ايئن چئي چڪا آهن ف١١٨

قَبْلِهِمْ فَمَآ اَغْنٰي عَنْهُمْ مَّا كَانُوْا يَكْسِبُوْنَ ۝٥٠ فَاَصَابَهُمْ

پوءِ انهن جي ڪمائي انهن کي ڪم نه آئي پوءِ انهن تي پهچي ويون سندن ڪرتوتن جون

سَيِّاٰتُ مَا كَسَبُوْا ۭ وَالَّذِيْنَ ظَلَمُوْا مِنْ هٰٓؤُلَاۗءِ سَيُصِيْبُهُمْ

برايون ف١١٩ ۽ انهن مان جيڪي ظالم آهن عنقريب انهن تي سندن ڪرتوتن جون برايون پهچنديون



ف١٠٧ ۽ اهي گهٽ تنگدل ۽ پريشان ٿين ٿا ۽ مفلسي جو اثر انهن جي چهرن تي ظاهر ٿي وڃي ٿو. ف١٠٨ يعني بُتن جن ف١٠٩ يعني دين جي امر ۾ ابن مسيب کان منقول آهي ته هي آيت پڙهي ڪري جيڪا دُعا گهري وڃي، سا قبول ٿئي ٿي. ف١١٠ يعني جيڪڏهن بالفرض ڪافرن سڀ دُنيا جي مالن ۽ ذخيرن جا مالڪ هجن ها ۽ ايترو ٻيو به انهن جي ملڪيت ۾ هجي ها. ف١١١ ته ڪنهن به طرح اهي مال ڏيئي ڪري ڪين ان وڏي عذاب کان ڇوٽڪارو ملي جي. ف١١٢ يعني اهڙا اهڙا سخت عذاب، جن جو انهن کي خيال به نه هو ۽ هن آيت جي تفسير ۾ هي به چيو ويو آهي ته اهي گمان ڪندا هوندا ته وٽن نيڪيون آهن ۽ جڏهن اعمال ناما کلندا ته برايون ظاهر ٿينديون ف١١٣ جيڪي انهن دُنيا ۾ ڪيون هيون. الله تعالى سان ڪنهن کي شريڪ ڪرڻ ۽ ان جي دوستن تي ظلم ڪرڻ وغيره. ف١١٤ يعني محبوب نبي عليه الصلوٰة والسلام جن جي خبر ڏيڻ تي اهي جنهن عذاب کي نٺو لي سمجهندا هئا، اهو نازل ٿي ويو ۽ ان ۾ گهري ويا. ف١١٥ يعني مان زندگي جو جيڪو علم ڪاڻ تو ان جي ذريعي سان مان هيءَ دولت ڪمائي، جيئن قارون چيو هو. ف١١٦ يعني هي نعمت الله تعالى جي طرف کان آزمائش ۽ امتحان آهي ته ٻانهو انهيءَ تي شڪر ڪري ٿو يا ناشڪري. ف١١٧ ته هيءَ نعمت ۽ عطا استدراج ۽ امتحان آهي. ف١١٨ يعني هيءَ ڳالهه قارون به چئي هئي ته هيءَ دولت مون کي پنهنجي علم جي بدولت ملي ۽ سندس قوم سندس ان بيهودگي تي راضي رهي هئي ته پوءِ اها به ايئن چوندڙن ۾ شمار ٿي ف١١٩ يعني جيڪي برايون انهن ڪيون هيون، انهن جون سزائون.

سَيِّاٰتُ مَا كَسَبُوْا ؕ وَمَا هُمْ بِمُعْجِزِيْنَ ﴿۵۱﴾ اَوَلَمْ يَعْلَمُوْٓا اَنَّ

۽ اهي قابو (قبضي) مان نکري نہ ٿا سگهن. ف۱۲۰ ڇا انهن کي معلوم نہ آهي تہ الله

اللّٰهَ يَبْسُطُ الرِّزْقَ لِمَنْ يَّشَآءُ وَيَقْدِرُ ؕ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ

روزي ڪشادي ڪري ٿو جنهن جي لاءِ گهري ۽ تنگ ڪري ٿو، بيشڪ ان ۾ ضرور نشانيون آهن

لِّقَوْمٍ يُّؤْمِنُوْنَ ﴿۵۲﴾ قُلْ يٰعِبَادِيَ الَّذِيْنَ اَسْرَفُوْا عَلٰٓى اَنْفُسِهِمْ

ايمان وارن جي واسطي. تون فرماءِ اي منهنجا ٻانهؤ جن پنهنجي پاڻ تي زيادتي ڪئي ف۱۲۱

لَا تَقْنَطُوْا مِنْ رَّحْمَةِ اللّٰهِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ يَغْفِرُ الذُّنُوْبَ جَمِيْعًا ؕ

الله جي رحمت کان نااميد ٿيو، بيشڪ الله سمورا گناه بخشي ٿو ف۱۲۲

اِنَّهٗ هُوَ الْغَفُوْرُ الرَّحِيْمُ ﴿۵۳﴾ وَاَنِيْبُوْٓا اِلٰى رَبِّكُمْ وَاَسْلِمُوْا لَهٗ

بيشڪ اهو بخشڻهار مهربان آهي. ۽ پنهنجي رب جي طرف رجوع ڪريو ف۱۲۳ ۽ ان جي حضور

مِنْ قَبْلِ اَنْ يَّاْتِيَكُمُ الْعَذَابُ ثُمَّ لَا تُنْصَرُوْنَ ﴿۵۴﴾ وَاتَّبِعُوْٓا

ڪنڌ جهڪايو ف۱۲۴ هن کان اڳي جو توهان تي عذاب اچي پوءِ توهان جي مدد نہ ٿيئي ۽ اُن جي پيروي ڪريو

اَحْسَنَ مَآ اُنْزِلَ اِلَيْكُمْ مِّنْ رَّبِّكُمْ مِّنْ قَبْلِ اَنْ يَّاْتِيَكُمُ

جيڪو سڀني مان سٺو آهي جو رب جي طرفان توهان ڏي نازل ڪيو ويو ف۱۲۵ هن کان اڳي جو توهان تي

الْعَذَابُ بَغْتَةً وَّاَنْتُمْ لَا تَشْعُرُوْنَ ﴿۵۵﴾ اَنْ تَقُوْلَ نَفْسٌ

اوچتو عذاب اچي وڃي ۽ توهان کي خبر نہ هجي. ف۱۲۶ متان (سڀاڻي) ڪو چوي

يّٰحَسْرَتٰى عَلٰى مَا فَرَّطْتُّ فِيْ جَنْۢبِ اللّٰهِ وَاِنْ كُنْتُ لَمِنَ

هاءِ افسوس انهن ڪوتاهين تي جيڪي مون الله جي باري ۾ ڪيون ف۱۲۷ ۽ بيشڪ مان مسخري ڪندڙ

السّٰخِرِيْنَ ﴿۵۶﴾ اَوْ تَقُوْلَ لَوْ اَنَّ اللّٰهَ هَدٰىنِيْ لَكُنْتُ مِنَ

هوس. ف۱۲۸ يا چوي جيڪڏهن الله مون کي راهہ ڏيکاري ها تہ مان پرهيزگارن مان هجان

الْمُتَّقِيْنَ ﴿۵۷﴾ اَوْ تَقُوْلَ حِيْنَ تَرَى الْعَذَابَ لَوْ اَنَّ لِيْ كَرَّةً

ها. يا عذاب ڏسڻ وقت چوي ڪنهن طرح منهنجي واپسي ٿئي ف۱۲۹ تہ مان

فَاَكُوْنَ مِنَ الْمُحْسِنِيْنَ ﴿۵۸﴾ بَلٰى قَدْ جَآءَتْكَ اٰيٰتِيْ فَكَذَّبْتَ

نيڪوڪار ٿي پوان. ف۱۳۰ ها ڇو نہ بيشڪ تو وٽ منهنجون آيتون آيون تو انهن کي ڪوڙ و ڄاتو





ف۱۲۰ اهڙي طرح هي ست سال ڏڪر جي مصيبت ۾ مبتلا ڪيا ويا.

ف۱۲۱ گناهن ۽ نافرمانين ۾ مبتلا ٿي ڪري.

ف۱۲۲ ان جا، جيڪو ڪفر کان باز اچي. شانِ نزول: مشرڪن مان چند ماڻهو محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ انهن محبوب سائين کي عرض ڪيو تہ توهان جو دين تہ بي شڪ حق ۽ سچو آهي، پر اسان وڏا وڏا گناه ڪيا آهن گهڻين نافرمانين ۾ مبتلا رهيا آهيون، ڇا ڪنهن طرح اسان جا اهي گناه معاف ٿي سگهن ٿا. ان تي هي آيت نازل ٿي.

ف۱۲۳ توبهہ تائب ٿي ڪري.

ف۱۲۴ ۽ اخلاص سان گڏ اطاعت بجا آڻيو.

ف۱۲۵ اهو الله تعالىٰ جو ڪتاب قرآن مجيد آهي.

ف۱۲۶ توهان غفلت ۾ پيا هجو، ان ڪري گهرجي تہ اڳ ۾ ئي هوشيار رهو.

ف۱۲۷ جو ان جي طاعت بجا نہ آندم ۽ ان جي حق کي نہ ڄاتم ۽ ان جي رضا حاصل ڪرڻ جو فڪر نہ ڪيم.

ف۱۲۸ الله تعالىٰ جي دين جي ۽ ان جي ڪتاب جي. ف۱۲۹ ۽ بيهر دنيا ۾ وڃڻ جو موقعو ملي وڃي. ف۱۳۰ انهن باطل عذرن جو جواب الله تعالىٰ جي طرف کان اهو آهي، جيڪو اينده آيت ۾ ارشاد ٿئي ٿو.

بِهَا وَاسْتَكْبَرْتَ وَكُنْتَ مِنَ الْكٰفِرِيْنَ ﴿٥٩﴾ وَيَوْمَ الْقِيٰمَةِ تَرَى
۽ وڏائي ڪئي ۽ تون ڪافرهئين. ف١٣١ ۽ قيامت جي ڏينهن تون ڏسندين انهن

الَّذِيْنَ كَذَبُوْا عَلَى اللّٰهِ وُجُوْهُهُمْ مُّسْوَدَّةٌ ؕ اَلَيْسَ فِيْ جَهَنَّمَ
کي جن الله تي ڪوڙ ٻڌو ف١٣٢ جو انهن جا مُنهن ڪارا آهن، ڇا وڏائي خورن جو ٺڪاڻو

مَثْوًى لِّلْمُتَكَبِّرِيْنَ ﴿٦٠﴾ وَيُنَجِّي اللّٰهُ الَّذِيْنَ اتَّقَوْا بِمَفَازَتِهِمْ ؗ
جهنم نه آهي. ف١٣٣ ۽ الله ڇوٽڪارو ڏيندو پرهيزگارن کي سندن ڪاميابي جي جاءِ تي ف١٣٤

لَا يَمَسُّهُمُ السُّوْٓءُ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ﴿٦١﴾ اَللّٰهُ خَالِقُ كُلِّ شَيْءٍ ؗ
نه انهن کي عذاب رسي ۽ نه ورِي ڪين غمر ٿيئي. الله هر شيءِ جو خالق آهي

وَّهُوَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ وَّكِيْلٌ ﴿٦٢﴾ لَهٗ مَقَالِيْدُ السَّمٰوٰتِ
۽ هر شيءِ جو مختار آهي. انهيءَ جي لاءِ آهن آسمانن ۽ زمين جون ڪنجيون

وَالْاَرْضِ ؕ وَالَّذِيْنَ كَفَرُوْا بِاٰيٰتِ اللّٰهِ اُولٰٓئِكَ هُمُ الْخٰسِرُوْنَ ﴿٦٣﴾
ف١٣٥ ۽ جن الله جي آيتن جو انڪار ڪيو اهي ئي نقصان ۾ آهن.

قُلْ اَفَغَيْرَ اللّٰهِ تَاْمُرُوْٓنِّيْٓ اَعْبُدُ اَيُّهَا الْجٰهِلُوْنَ ﴿٦٤﴾ وَلَقَدْ اُوْحِيَ
تون فرماءِ ف١٣٦ ڇا الله کان سواءِ ٻين جي پوڄا جي واسطي مون کي چئو ٿا اي جاهلو. ف١٣٧ ۽ بيشڪ

اِلَيْكَ وَاِلَى الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِكَ ۚ لَئِنْ اَشْرَكْتَ لَيَحْبَطَنَّ
وحي موڪليو ويو تنهنجي طرف ۽ تو کان اڳين جي طرف ته اي ٻڌندڙ جيڪڏهن تو الله سان شرڪ ڪيو ته ضرور تنهنجا

عَمَلُكَ وَلَتَكُوْنَنَّ مِنَ الْخٰسِرِيْنَ ﴿٦٥﴾ بَلِ اللّٰهَ فَاعْبُدْ وَكُنْ مِّنَ
سمورا عمل ڇٽ ٿي ويندا ۽ ضرور تون گهاٽي ۾ رهندين. بلڪ الله جي ئي بندگي ڪر ۽ شڪرگذارن مان

الشّٰكِرِيْنَ ﴿٦٦﴾ وَمَا قَدَرُوا اللّٰهَ حَقَّ قَدْرِهٖ ۖ وَالْاَرْضُ جَمِيْعًا
ٿي رهه ف١٣٨ ۽ انهن الله جو قدر نه ڪيو جيئن اُن جو حق هو ف١٣٩ ۽ اهو قيامت جي ڏينهن سمورين زمينن کي

قَبْضَتُهٗ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ وَالسَّمٰوٰتُ مَطْوِيّٰتٌۢ بِيَمِيْنِهٖ ؕ سُبْحٰنَهٗ
سميٽيندو ۽ ان جي قدرت سان سمورا آسمان ويڙهيا ويندا ف١٤٠ ۽ اهو انهن جي شرڪ کان

وَتَعٰلٰى عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ﴿٦٧﴾ وَنُفِخَ فِي الصُّوْرِ فَصَعِقَ مَنْ فِي
پاڪ ۽ برتر آهي. ۽ صور ڦوڪيو ويندو ته بي هوش ٿي ويندا ف١٤١ سمورا آسمانن



ف١٣١ يعني تو وٽ قرآن پاڪ پهتو ۽ حق ۽ باطل جون واٽون واضح ڪيون ويون ۽ توکي حق ۽ هدايت اختيار ڪرڻ جي قدرت ڏني وئي، ان جي باوجود تو حق کي ڇڏيو ۽ ان کي قبول ڪرڻ کان تڪبر ڪيئي، گمراهي اختيار ڪيئي، جيڪو حڪم ڏنو ويو، ان جو ضد ۽ مخالفت ڪيئي. پوءِ هاڻي تنهنجو هي چوڻ غلط آهي ته جيڪڏهن الله تعاليٰ مون کي واٽ ڏيکاري ها ته مان ڊپ وارن مان هجان ها ۽ تنهنجا سڀ عذر ڪوڙا آهن.

ف١٣٢ ۽ شانِ الاهي ۾ اهڙيون ڳالهيون جيڪا ان جي لائق نه آهي. اُن جي لاءِ شريڪ تجويز ڪيائون، اولاد ٻڌايائون، اُن جي صفتن جو انڪار ڪيائون. ان جو نتيجو هي آهي.

ف١٣٣ جنهن تڪبر کان ايمان نه آندو.

ف١٣٤ انهن کي جنت عطا فرمائيندو.

ف١٣٥ يعني رحمت، رزق ۽ بارش وغيره جي خزانن جون ڪنجيون انهيءَ وٽ آهن. اهوئي انهن جو مالڪ آهي. هي به چيو ويو آهي ته حضرت عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنه محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن کان هن آيت جو تفسير معلوم ڪيو ته پاڻ فرمايائون ته آسمانن ۽ زمين جون ڪنجيون هي آهن: لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَاللّٰهُ اَكْبَرُ وَسُبْحَانَ اللّٰهِ وَبِحَمْدِهٖ وَاَسْتَغْفِرُ اللّٰهَ وَلَا حَوْلَ وَلَا قُوَّةَ اِلَّا بِاللّٰهِ وَهُوَ الْاَوَّلُ وَالْاٰخِرُ وَالظَّاهِرُ وَالْبَاطِنُ بِيَدِهِ الْخَيْرُ يُحْيِيْ وَيُمِيْتُ وَهُوَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ مراد هيءَ آهي ته انهن ڪلمن ۾ الله تعاليٰ جي توحيد ۽ تمجيد آهي. آسمانن ۽ زمين جي ڀلاين جون ڪنجيون آهن. جنهن مؤمن هي ڪلما پڙهيا، ٻنهي جهانن جي ڀلائي پائيندو.

ف١٣٦ اي محبوب مصطفيٰ صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم! انهن قريش جي ڪافرن کي، جيڪي توهان کي پنهنجي دين پرستي جي طرف سڏن ٿا.

ف١٣٧ جاهل هن ڪري فرمايائون ته انهن کي ايترو به معلوم نه آهي ته الله تعاليٰ کان سواءِ ٻيو ڪو عبادت جو حقدار نه آهي هن جي باوجود، جو ان تي قطعي دليل قائم آهن.

ف١٣٨ جيڪي نعمتون الله تعاليٰ توکي عطا فرمايون. ان جي اطاعت بجا آڻي انهن جي شڪرگذاري ڪر.

ف١٣٩ تڏهن ته شرڪ ۾ مبتلا ٿيا. جيڪڏهن عظمتِ الاهي کان واقف هجن ها ۽ ان جو مرتبو سڃاڻن ها ته پوءِ ايئن ڪين ڪن ها. هن کان پوءِ الله تعاليٰ جي عظمت ۽ جلال جو بيان آهي.

ف١٤٠ بخاري ۽ مسلم ۾ حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما کان روايت ٿيل آهي ته محبوب رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ته قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ آسمانن کي ويڙهي پنهنجي قدرت جي هٿ ۾ وٺندو ۽ پوءِ فرمائيندو مان آهيان بادشاه. ڪٿي آهن جبار، ڪٿي آهن متڪبر، ملڪ ۽ حڪومت جا دعويدار؟ ورِي زمينن کي ويڙهي پنهنجي قدرت جي ٻئي هٿ ۾ وٺندو ۽ سڀ کي فرمائيندو. پوءِ فرمائيندو مان آهيان بادشاه، ڪٿي آهن زمين جا بادشاه.

ف١٤١ هي پهرين ڦوڪ جو بيان آهي. اُن ڦوڪ سان جيڪا بي هوشي طاري ٿيندي. ان جو اثر هي ٿيندو ته ملائڪن ۽ زمين وارن مان ان وقت جيڪي ماڻهو زنده هوندا ۽ جن تي موت نه آيو هوندو سي ان سان مري ويندا ۽ جن تي موت وارد ٿي چڪو، پوءِ الله تعاليٰ انهن کي حياتي عنايت ڪئي، اهي پنهنجن قبرن ۾ زنده آهن. جيئن ته نبي سڳورا ۽ شهيد. انهن تي ان ڦوڪ سان بيهوشيءَ جهڙي ڪيفيت طاري ٿيندي ۽ جيڪي ماڻهون قبرن ۾ مُئل پيا آهن، انهن کي ان ڦوڪ جو شعور به نه ٿيندو (جمل وغيره).

السَّمٰوٰتِ وَمَنْ فِي الْاَرْضِ اِلَّا مَنْ شَآءَ اللّٰهُ ۭ ثُمَّ نُفِخَ فِيْهِ

۽ زمين وارا مگر جنهن کي الله گهري ف١٤٢ وري ٻيو ڀيرو صور ڦوڪيو ويندو ف١٤٣ ته هو

اُخْرٰى فَاِذَا هُمْ قِيَامٌ يَّنْظُرُوْنَ ﴿٦٨﴾ وَاَشْرَقَتِ الْاَرْضُ بِنُوْرِ

اهي ڏسندي اُٿي بيهندا. ف١٤٤ ۽ زمين چمڪي پوندي ف١٤٥ پنهنجي رب جي نُور سان

رَبِّهَا وَوُضِعَ الْكِتٰبُ وَجِايْٓءَ بِالنَّبِيّٖنَ وَالشُّهَدَآءِ وَقُضِيَ

ف١٤٦ ڪتاب رکيو ويندو ف١٤٧ ۽ آندا ويندا نبي ۽ هيءُ نبي ۽ ان جي امت جا شاهد ٿيندا انهن ۾

بَيْنَهُمْ بِالْحَقِّ وَهُمْ لَا يُظْلَمُوْنَ ﴿٦٩﴾ وَوُفِّيَتْ كُلُّ نَفْسٍ مَّا

ف١٤٨ ۽ ماڻهن ۾ سچو فيصلو فرمايو ويندو ۽ انهن تي ظلم نه ٿيندو ۽ هر ساهه کي سندس عمل جو پورو بدلو

عَمِلَتْ وَهُوَ اَعْلَمُ بِمَا يَفْعَلُوْنَ ﴿٧٠﴾ وَسِيْقَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْٓا اِلٰى

ڏنو ويندو ۽ ان کي خُوب معلوم آهي جيڪي اهي ڪندا هُئا. ف١٤٩ ۽ ڪافر جهنم جي طرف هڪليا ويندا ف١٥٠

جَهَنَّمَ زُمَرًا ۭ حَتّٰٓى اِذَا جَاۗءُوْهَا فُتِحَتْ اَبْوَابُهَا وَقَالَ لَهُمْ

ٽولا ٽولا ڪري ف١٥١ تان جو اتي پهچندا ته ان جا دروازا کوليا ويندا ف١٥٢ ۽ ان جا داروغا

خَزَنَتُهَآ اَلَمْ يَاْتِكُمْ رُسُلٌ مِّنْكُمْ يَتْلُوْنَ عَلَيْكُمْ اٰيٰتِ رَبِّكُمْ وَ

انهن کي چوندا ڇا توهان وٽ توهان مان اهي رسول نه آيا هُئا جيڪي توهان تي توهان جي رب جون آيتون

يُنْذِرُوْنَكُمْ لِقَاۗءَ يَوْمِكُمْ هٰذَا ۭ قَالُوْا بَلٰى وَلٰكِنْ حَقَّتْ كَلِمَةُ

پڙهندا هُئا ۽ توهان کي ان ڏينهن جي ملڻ کان ڊيڄاريندا هُئا، چوندا اچو ف١٥٣ مگر عذاب جو قول

الْعَذَابِ عَلَى الْكٰفِرِيْنَ ﴿٧١﴾ قِيْلَ ادْخُلُوْٓا اَبْوَابَ جَهَنَّمَ خٰلِدِيْنَ

ڪافرن تي ثابت ٿي ويو. ف١٥٤ فرمايو ويندو جهنم جي دروازن کان اندر وڃو ان ۾ سدائين رهڻ جي واسطي

فِيْهَا ۚ فَبِئْسَ مَثْوَى الْمُتَكَبِّرِيْنَ ﴿٧٢﴾ وَسِيْقَ الَّذِيْنَ اتَّقَوْا رَبَّهُمْ

پوءِ ڪهڙي نه بُري جاءِ آهي وڏائي وارن جي. ۽ جيڪي پنهنجي رب کان ڊڄندا هُئا انهن جون

اِلَى الْجَنَّةِ زُمَرًا ۭ حَتّٰٓى اِذَا جَاۗءُوْهَا وَفُتِحَتْ اَبْوَابُهَا وَقَالَ

سواريون ف١٥٥ جماعت جماعت جنت جي طرف هلايون وينديون ايستائين جو جڏهن اتي پهچندا ۽ ان جا دروازا کليل هوندا ف١٥٦

لَهُمْ خَزَنَتُهَا سَلٰمٌ عَلَيْكُمْ طِبْتُمْ فَادْخُلُوْهَا خٰلِدِيْنَ ﴿٧٣﴾ وَقَالُوْا

۽ ان جا داروغا انهن کي چوندا توهان تي سلام توهان ڏاڍا چڱا رهيا هاڻي جنت ۾ داخل ٿيو هميشه جي واسطي. ۽ اهي چوندا



ع ٧

ف١٤٢ هن استثنيٰ ۾ ڪير ڪير داخل آهي؟ هن ۾ مفسرن جا گهڻا قول آهن. حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما فرمايو ته نفخهٔ صعق سان سمورا آسمان ۽ زمين وارا مري ويندا، جبرئيل، ميڪائيل، اسرافيل ۽ عزرائيل کان سواءِ. پوءِ الله تعاليٰ ٻن ڦوڪن جي وچ ۾ جيڪا مدت آهي چاليهن سالن جي: ان ۾ انهن ملائڪن کي به موت ڏيندو. ٻيو قول هي آهي ته مستثنيٰ شهيد آهن. جن جي لاءِ قرآن ڪريم ۾ بَلْ اَحْيَآءٌ آيو آهي. حديث شريف ۾ آيو آهي ته اهي شهيد آهن، جيڪي تلوارون ٻڌي عرش جي چوڌاري حاضر هوندا. ٽيون قول حضرت جابر رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته مستثنيٰ حضرت موسيٰ عليه السلام آهي: ڇو ته پاڻ ٻيهوش نه ٿيندو ۽ بلڪ پاڻ سجاڳ ۽ هوشيار رهندو. چوٿون قول هي آهي ته مستثنيٰ جنت جون حورون ۽ عرش ۽ ڪرسي جي رهڻ وارا آهن. ضحاڪ جو قول آهي ته مستثنيٰ رضوان ۽ حورون ۽ اهي ملائڪ، جيڪي جهنم تي مامور آهن، اهي ۽ جهنم جا نانگ ۽ وڇون آهن. (تفسير ڪبير ۽ جمل).

ف١٤٣ هيءُ ٻي ڦوڪ آهي، جنهن سان مُڙئي زنده ڪيا ويندا.

ف١٤٤ پنهنجن قبرن مان ۽ ڏسندي بيهڻ مان ياته هي مراد آهي ته اهي حيرت ۾ اچي ڪري بدحواس وانگر هر طرف نگاهون ڪري ڪري ڏسندا يا هيءُ معنيٰ آهي ته اُهي هي ڏسندا هوندا ته هاڻي انهن کي ڪهڙو معاملو پيش ايندو ۽ مومن جي قبرن تي الله تعاليٰ جي رحمت سان سواريون حاضر ڪيون وينديون، جهڙي طرح الله تعاليٰ وعدو فرمايو آهي يَوْمَ نَحْشُرُ الْمُتَّقِيْنَ اِلَى الرَّحْمٰنِ وَفْدًا.

ف١٤٥ تمام تيز روشني سان ايستائين جو ڳاڙهاڻپ جي جهلڪ ظاهر ٿيندي. هيءَ زمين دنيا جي زمين نه هوندي، بلڪ نئين زمين هوندي، جيڪا الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن جي محفل جي لاءِ پيدا فرمائيندو.

ف١٤٦ حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما فرمايو ته اهو چنڊ ۽ سج جو نور نه هوندو، جنهن کي الله تعاليٰ پيدا فرمائيندو، جنهن سان زمين روشن ٿي ويندي (جمل).

ف١٤٧ يعني عملن جو ڪتاب حساب جي لاءِ. هن مان مُراد ياته لوح محفوظ آهي، جنهن ۾ دنيا جا سمورا احوال قيامت تائين شرح ۽ تشريح سان مثبت آهن يا هر شخص جو اعمال نامو، جيڪو ان سان گڏ هوندو.

ف١٤٨ جيڪي رسولن جي تبليغ جي شاهدي ڏيندا.

ف١٤٩ ان کان ڪجهه مخفي نه آهي، نه ان کي شاهد ۽ ڪاتب جي حاجت آهي سڀ حجت تمام ڪرڻ جي لاءِ هوندا (جمل).

ف١٥٠ سختيءَ سان قيدين وانگر.

ف١٥١ هر جماعت ۽ هر اُمت الڳ الڳ.

ف١٥٢ يعني جهنم جا ست ئي دروازا کوليا ويندا جيڪي اڳي بند هُئا. ف١٥٣ بيشڪ نبي سڳورا تشريف فرما ٿيا ۽ انهن الله تعاليٰ جا احڪام ٻُڌايا ۽ هن ڏينهن کان به ڊيڄاريو. ف١٥٤ ته اسان تي اسان جي بدنصيبي غالب آئي ۽ اسان گمراهي اختيار ڪئي ۽ ارشادِ الاهي جي مطابق جهنم ۾ پريا ويا. ف١٥٥ عزت، احترام، لطف ۽ ڪرم سان. ف١٥٦ انهن جي عزت ۽ احترام جي لاءِ ۽ جنت جا دروازا اٺ آهن. حضرت علي المرتضيٰ رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت ٿيل آهي ته جنت جي دروازي جي ويجهو هڪ وڻ آهي، ان جي هيٺان ٻه چشما نڪرن ٿا. مؤمن اتي پهچي ڪري هڪ چشمي ۾ غسل ڪندو، ان سان ان جو جسم پاڪ ۽ صاف ٿي ويندو ۽ ٻئي چشمي جو پاڻي پيئندو. ان سان ان جو باطن پاڪ ٿي ويندو. پوءِ ملائڪ جنت جي دروازي تي استقبال ڪندا.

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِیْ صَدَقَنَا وَعْدَهٗ وَ اَوْرَثَنَا الْاَرْضَ نَتَبَوَّاُ

سڀ ساراهه الله جي واسطي جنهن اسان سان پنهنجو واعدو سچو ڪيو ۽ اسان کي هن زمين جو وارث ڪيائين جو اسين جنت

مِنَ الْجَنَّةِ حَیْثُ نَشَآءُ ۚ فَنِعْمَ اَجْرُ الْعٰمِلِیْنَ ﴿۷۴﴾ وَ تَرَی

۾ رهون جتي گهرون پوءِ ڪم ڪرڻ وارن جو چڱو ثواب آهي ڪم وارن جو ف١٥٧ ۽ تون ملائڪن

الْمَلٰٓئِکَةَ حَآفِّیْنَ مِنْ حَوْلِ الْعَرْشِ یُسَبِّحُوْنَ بِحَمْدِ رَبِّهِمْ ۚ

کي ڏسندين عرش جي آس پاس هلڪو ڪندڙ پنهنجي رب جي پاڪائي بيان ڪندي سندس تعريف سان ڳڻ

وَ قُضِیَ بَیْنَهُمْ بِالْحَقِّ وَ قِیْلَ الْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِیْنَ ﴿۷۵﴾ ع

۽ ماڻهن ۾ سچو فيصلو فرمايو ويندو ف١٥٨ ۽ چيو ويندو سڀ تعريفون الله جي واسطي جيڪو سڀني جهانن جو رب آهي ف١٥٩

سُوْرَةُ الْمُؤْمِنِ ٤٠ مَکِّیَّةٌ ٦٠ بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِیْمِ اٰیَاتُهَا ٨٥ رُکُوْعَاتُهَا ٩

سورة مؤمن مڪي آهي ۽ هن ۾ الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١ پنجاسي آيتون ۽ نو رڪوع آهن

حٰمٓ ﴿۱﴾ تَنْزِیْلُ الْکِتٰبِ مِنَ اللّٰهِ الْعَزِیْزِ الْعَلِیْمِ ﴿۲﴾ غَافِرِ

هي ڪتاب نازل ڪيل آهي الله جي طرف کان، جيڪو عزت وارو علم وارو گناهه بخشڻ وارو

الذَّنْۢبِ وَ قَابِلِ التَّوْبِ شَدِیْدِ الْعِقَابِ ۙ ذِی الطَّوْلِ ؕ لَاۤ اِلٰهَ

۽ توبه قبول ڪرڻ وارو ف٢ سخت عذاب ڪرڻ وارو ف٣ وڏي انعام وارو ف٤ ان کان سواءِ

اِلَّا هُوَ ؕ اِلَیْهِ الْمَصِیْرُ ﴿۳﴾ مَا یُجَادِلُ فِیْۤ اٰیٰتِ اللّٰهِ اِلَّا الَّذِیْنَ

ڪو ٻيو معبود نه آهي انهيءَ جي طرف موٽڻو آهي ف٥ الله جي آيتن ۾ جهڳڙو نٿا ڪن مگر ڪافر

کَفَرُوْا فَلَا یَغْرُرْکَ تَقَلُّبُهُمْ فِی الْبِلَادِ ﴿۴﴾ کَذَّبَتْ قَبْلَهُمْ قَوْمُ

ف٦ پوءِ اي ٻڌندڙ تو کي ڌوکي ۾ نه وجهي انهن جو شهرن ۾ گهمڻ ڦرڻ ف٧ انهن کان اڳي نوح جي قوم

نُوْحٍ وَّ الْاَحْزَابُ مِنْۢ بَعْدِهِمْ ۪ وَ هَمَّتْ کُلُّ اُمَّةٍۭ بِرَسُوْلِهِمْ

۽ انهن کان پوءِ ٻين ٽولن ف٨ ڪوڙ ڄاتو ۽ هر امت ارادو ڪيو پنهنجي رسول کي

لِیَاْخُذُوْهُ وَ جٰدَلُوْا بِالْبَاطِلِ لِیُدْحِضُوْا بِهِ الْحَقَّ فَاَخَذْتُهُمْ ۟

پڪڙڻ ف٩ ۽ باطل جي ذريعي جهڳڙو ڪيو جيئن ان سان حق کي ٽاري ڇڏن ف١٠ پوءِ مان انهن کي پڪڙي ورتو

فَکَیْفَ کَانَ عِقَابِ ﴿۵﴾ وَ کَذٰلِکَ حَقَّتْ کَلِمَتُ رَبِّکَ عَلَی الَّذِیْنَ

پوءِ ڪيئن هو منهنجو عذاب - ف١١ ۽ اهڙيءَ طرح تنهنجي رب جي ڳالهه ڪافرن تي ثابت ٿي چڪي



ف١٥٧ يعني الله تعالى ۽ سندس محبوب رسول جي اطاعت ڪرڻ وارن جو ف١٥٨ ته مؤمنن کي جنت ۾ ۽ ڪافرن کي دوزخ ۾ داخل ڪيو ويندو. ف١٥٩ جنت وارا جنت ۾ داخل ٿي ڪري شڪر جي ادا جي لاءِ حمد الاهي عرض ڪندا.

ف١ سورة مؤمن جو نالو سورة غافر به آهي. هي سورة مڪي آهي ٻن آيتن کان سواءِ، جيڪي اَلَّذِیْنَ یُجَادِلُوْنَ فِیْۤ اٰیٰتِ اللّٰهِ کان شروع ٿين ٿيون. هن سورة ۾ نو رڪوع پنجاسي آيتون، هڪ هزار هڪ سؤ نوانوي ڪلما ۽ چار هزار نو سؤ سٺ حرف آهن. ف٢ ايماندارن جي. ف٣ ڪافرن تي. ف٤ عارفن تي. ف٥ پاڻ انهن کي آخرت ۾. ف٦ يعني قرآن پاڪ ۾ جهڳڙو ڪرڻ ڪافرن کان سواءِ مؤمن جو ڪم نه آهي. ابو داؤد جي حديث ۾ آهي ته محبوب سيد عالم صلى الله تعالى عليه وآله وسلم جن فرمايو ته قرآن پاڪ ۾ جهڳڙو ڪرڻ ڪفر آهي. جهڳڙي ۽ جنگ مان مراد آيات الاهيه ۾ طعنو ڪرڻ ۽ تڪذيب ۽ انڪار سان پيش اچڻ آهي ۽ مشڪلات جي حل ۽ معضلات جي ڪشف لاءِ علمي ۽ اصولي بحث جنگيون نه آهن، بلڪ وڏيون طاعتن مان آهن. ڪافرن جو آيتن ۾ جهڳڙو ڪرڻ هي هو ته اهي ڪڏهن قرآن ڪريم کي جادو چوندا هئا، ڪڏهن شعر، ڪڏهن ڪهانت، ڪڏهن داستان. ف٧ يعني ڪافرن جو صحت ۽ سلامتي سان ملڪ ملڪ واپار ڪندي ڦرڻ ۽ نفعو پائڻ تنهان جي لاءِ تردد جو باعث نه ٿئي ته هي ڪفر جهڙي عظيم جرم ڪرڻ کان پوءِ به عذاب کان امن ۾ رهيا، ڇو ته انهن جو انجام خواري ۽ عذاب آهي. اڳين امتن ۾ به اهڙيون حالتون گذري چڪيون آهن. ف٨ عاد ۽ ثمود ۽ لوط جي قوم وغيره. ف٩ ۽ ان کي قتل ۽ هلاڪ ڪن ف١٠ جنهن کي نبين سڳورن آندو آهي. ف١١ ڇا انهن جو ڪو ان کان بچي سگهيو.

كَفَرُوْٓا اَنَّهُمْ اَصْحٰبُ النَّارِ ﴿٦﴾ اَلَّذِيْنَ يَحْمِلُوْنَ الْعَرْشَ وَمَنْ

ته اهي دوزخي آهن. جيڪي عرش کڻن ٿا ف١٢ ۽ ان جي آس پاس وارا

حَوْلَهٗ يُسَبِّحُوْنَ بِحَمْدِ رَبِّهِمْ وَيُؤْمِنُوْنَ بِهٖ وَيَسْتَغْفِرُوْنَ لِلَّذِيْنَ

ف١٣ پنهنجي رب جي تعريف سان گڏ سندس پاڪائي بيان ڪندا آهن ف١٤ ۽ ان تي ايمان رکندا آهن ف١٥ ۽ مسلمانن جي

اٰمَنُوْا ۚ رَبَّنَا وَسِعْتَ كُلَّ شَيْءٍ رَّحْمَةً وَّعِلْمًا فَاغْفِرْ لِلَّذِيْنَ تَابُوْا

بخشيش گهرندا آهن ف١٦ اي اسان جا رب تنهنجي رحمت ۽ علم هر شيءِ تي وسيع آهي ف١٧ پوءِ تون انهن کي بخش

وَاتَّبَعُوْا سَبِيْلَكَ وَقِهِمْ عَذَابَ الْجَحِيْمِ ﴿٧﴾ رَبَّنَا وَاَدْخِلْهُمْ

جن توبهه ڪئي ۽ تنهنجي راهه تي هليا ف١٨ ۽ انهن کي دوزخ جي عذاب کان بچاءِ. اي اسان جا رب انهن کي رهائش

جَنّٰتِ عَدْنِ ِۨالَّتِيْ وَعَدْتَّهُمْ وَمَنْ صَلَحَ مِنْ اٰبَآئِهِمْ وَ

جي باغن ۾ داخل ڪر جن جو تو انهن سان واعدو فرمايو آهي ۽ انهن کي جيڪي نيڪ هجن سندن ابن ڏاڏن

اَزْوَاجِهِمْ وَذُرِّيّٰتِهِمْ ۭ اِنَّكَ اَنْتَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ﴿٨﴾ وَقِهِمُ السَّيِّاٰتِ ۭ

زالن ۽ اولاد مان ف١٩ بيشڪ تون ئي عزت ۽ حڪمت وارو آهين. ۽ انهن کي گناهن جي شامت کان بچاءِ

وَمَنْ تَقِ السَّيِّاٰتِ يَوْمَىِٕذٍ فَقَدْ رَحِمْتَهٗ ۭ وَذٰلِكَ هُوَ الْفَوْزُ

۽ جنهن کي تو ان ڏينهن گناهن جي شامت کان بچائين پوءِ بيشڪ تو ان تي رحم فرمايو ۽ اها ئي

الْعَظِيْمُ ﴿٩﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا يُنَادَوْنَ لَمَقْتُ اللّٰهِ اَكْبَرُ مِنْ

وڏي ڪاميابي آهي. بيشڪ جن ڪفر ڪيو انهن کي سڏيو ويندو ف٢٠ ته ضرور الله جي توهان کان

مَّقْتِكُمْ اَنْفُسَكُمْ اِذْ تُدْعَوْنَ اِلَى الْاِيْمَانِ فَتَكْفُرُوْنَ ﴿١٠﴾ قَالُوْا

بيزاري ان کان تمام گهڻي آهي جيڪا توهان اڄ پاڻ کان بيزار آهيو جڏهن توهان کي ايمان جي طرف سڏيو ويو ف٢١ ته توهان ڪفر ٿي ڪيو.

رَبَّنَآ اَمَتَّنَا اثْنَتَيْنِ وَاَحْيَيْتَنَا اثْنَتَيْنِ فَاعْتَرَفْنَا بِذُنُوْبِنَا فَهَلْ

چوندا اي اسان جا رب تو اسان کي ٻه ڀيرا ماريو ۽ ٻه ڀيرا زنده ڪيو ف٢٢ اڄ اسان پنهنجن گناهن جو اقرار ڪيو

اِلٰى خُرُوْجٍ مِّنْ سَبِيْلٍ ﴿١١﴾ ذٰلِكُمْ بِاَنَّهٗٓ اِذَا دُعِيَ اللّٰهُ وَحْدَهٗ

پوءِ ٻاهر نڪرڻ جو ڪو رستو آهي ف٢٣ اهو ان ڪري ٿيو جو جڏهن هڪ الله کي پڪاريو ٿي ويو

كَفَرْتُمْ ۚ وَاِنْ يُّشْرَكْ بِهٖ تُؤْمِنُوْا ۭ فَالْحُكْمُ لِلّٰهِ الْعَلِيِّ الْكَبِيْرِ ﴿١٢﴾ هُوَ

ته توهان ڪفر ٿي ڪيو ف٢٤ ۽ جيڪڏهن ان سان شريڪ ٺهرايا ويا ته ڏهن توهان مڃي ورتو ف٢٥ پوءِ حڪم الله بلند ۽ برتر جو ئي آهي. اهو ئي

وقف لازم

وقف النبي صلى الله عليه وسلم

ع ١ / ٩ / ٦

ف١٢ يعني عرش جي ڪنڊن وارا ملائڪ، جيڪي قرب وارا ۽ ملائڪن ۾ اشرف ۽ اعلىٰ آهن. ف١٣ يعني جيڪي ملائڪ عرش جو طواف ڪرڻ وارا آهن، انهن کي ڪروبي (مقرب) چون ٿا ۽ هي ملائڪ ۾ بزرگي وارا آهن. ف١٤ ۽ سُبْحَانَ اللّٰهِ وَبِحَمْدِهٖ چون ٿا. ف١٥ ۽ ان جي وحدانيت جي تصديق ڪن ٿا. شهر بن حوشب چيو ته حاملين عرش اٺ آهن. انهن مان چئن جي تسبيح هيءَ آهي: سُبْحٰنَكَ اللّٰهُمَّ وَبِحَمْدِكَ لَكَ الْحَمْدُ عَلٰى حِلْمِكَ بَعْدَ عِلْمِكَ ۽ چئن جي هيءَ آهي: سُبْحٰنَكَ اللّٰهُمَّ وَبِحَمْدِكَ لَكَ الْحَمْدُ عَلٰى عَفْوِكَ بَعْدَ قُدْرَتِكَ. ف١٦ ۽ بارگاهِ الاهي ۾ هن طرح عرض ڪن ٿا. ف١٧ يعني تنهنجي رحمت ۽ تنهنجو علم هر شيءِ تي وسيع آهي. فائدو: دعا کان اڳ تعريف جي عرض ملڻ معلوم ٿيو ته دعا جي آداب مان هي آهي ته پهرين الله تعالىٰ جو حمد ۽ ثنا ڪرڻ گهرجي، پوءِ مُراد عرض ڪجي. ف١٨ يعني دين اسلام تي. ف١٩ انهن کي به داخل ڪر. ف٢٠ قيامت جي ڏينهن جڏهن ته اهي جهنم ۾ داخل ڪيا ويندا ۽ انهن جون بڇڙايون انهن تي پيش ڪيون وينديون ۽ اهي عذاب ڏسندا ته ملائڪ انهن کي چوندا. ف٢١ دنيا ۾. ف٢٢ چوته پهريائين نطفو بي جان هو. هن موت کان پوءِ ان کي جان ڏيئي ڪري زنده ڪيئي وري عمر پوري ٿيڻ تي موت ڏنئي، وري بعث جي لاءِ زنده ڪيئي. ف٢٣ هن جو جواب هي هوندو ته توهان جي دوزخ مان نڪرڻ جي ڪا واٽ نه آهي ۽ توهان جنهن حال ۾ آهيو ۽ جنهن عذاب ۾ مبتلا آهيو ۽ ان کان ڇوٽڪاري جي ڪا واٽ نه ٿا لهي سگهو. ف٢٤ يعني هن عذاب ۽ ان جي هميشگي جو سبب توهان جو هي فعل آهي ته جڏهن توحيدِ الاهي جو اعلان ٿيندو هو ۽ لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ چيو ويندو هو ته توهان ان جو انڪار ڪندا هيوَ ڪفر اختيار ڪندا هيوَ. ف٢٥ ان شرڪ جي تصديق ڪري وٺندا هيوَ.

الَّذِي يُرِيكُمْ آيَاتِهِ وَيُنَزِّلُ لَكُم مِّنَ السَّمَاءِ رِزْقًا ۚ وَمَا يَتَذَكَّرُ

جيڪو توهان کي پنهنجيون نشانيون ڏيکاري ٿو ٢٦ ۽ توهان جي واسطي آسمان مان روزي لاهي ٿو ٢٧ ۽ نصيحت نه ٿو پرائي

إِلَّا مَن يُنِيبُ ﴿١٣﴾ فَادْعُوا اللَّهَ مُخْلِصِينَ لَهُ الدِّينَ وَلَوْ كَرِهَ

٢٨ مگر اهو جيڪو رجوع ڪري ٢٩ پوءِ الله جي بندگي ڪريو خالص انهيءَ جا ٿي ڪري ۽ ٣٠ ڪيڏو ڪافر نا پسند

الْكَافِرُونَ ﴿١٤﴾ رَفِيعُ الدَّرَجَاتِ ذُو الْعَرْشِ يُلْقِي الرُّوحَ مِنْ أَمْرِهِ

ڪن. بلند درجا ڏيڻ وارو ٣١ عرش جو مالڪ ايمان جو ساهه وحي موڪلي ٿو پنهنجي حڪم سان

عَلَىٰ مَن يَشَاءُ مِنْ عِبَادِهِ لِيُنذِرَ يَوْمَ التَّلَاقِ ﴿١٥﴾ يَوْمَ هُم بَارِزُونَ ۖ

پنهنجي ٻانهن مان جنهن تي گهري ٣٢ جيئن اهو ملڻ جي ڏينهن کان ڊيڄاري ٣٣ جنهن ڏينهن اهي بالڪل ظاهر

لَا يَخْفَىٰ عَلَى اللَّهِ مِنْهُمْ شَيْءٌ ۚ لِّمَنِ الْمُلْكُ الْيَوْمَ ۖ لِلَّهِ الْوَاحِدِ

ٿي ويندا ٣٤ الله تي انهن جو حال ڪجهه مخفي نه هوندو ٣٥ اڄ بادشاهي ڪنهن جي آهي ٣٦ هڪ الله سڀني تي غالب جي

الْقَهَّارِ ﴿١٦﴾ الْيَوْمَ تُجْزَىٰ كُلُّ نَفْسٍ بِمَا كَسَبَتْ ۚ لَا ظُلْمَ الْيَوْمَ ۚ

٣٧ اڄ هر نفس کي سندس عملن جو بدلو ملندو ٣٨ اڄ ڪنهن تي زيادتي نه ٿيندي

إِنَّ اللَّهَ سَرِيعُ الْحِسَابِ ﴿١٧﴾ وَأَنذِرْهُمْ يَوْمَ الْآزِفَةِ إِذِ الْقُلُوبُ

بيشڪ الله جلد حساب وٺڻ وارو آهي. ۽ انهن کي ڊيڄاريو ويجهي اچڻ واري آفت جي ڏينهن کان ٣٩ جڏهن

لَدَى الْحَنَاجِرِ كَاظِمِينَ ۚ مَا لِلظَّالِمِينَ مِنْ حَمِيمٍ وَلَا شَفِيعٍ

دليون نڙين ۾ اچي وينديون ٤٠ ڏک ۾ ڀريل ۽ ظالمن جو نه ڪو دوست نه ڪو اهڙو سفارشي هوندو جنهن جو

يُطَاعُ ﴿١٨﴾ يَعْلَمُ خَائِنَةَ الْأَعْيُنِ وَمَا تُخْفِي الصُّدُورُ ﴿١٩﴾ وَاللَّهُ

چيو مڃيو وڃي. ٤١ الله ڄاڻي ٿو چوري ڇپ جي نگاهه ٤٢ ۽ جو ڪجهه سينن ۾ لڪل آهي. ٤٣ ۽ الله

يَقْضِي بِالْحَقِّ ۖ وَالَّذِينَ يَدْعُونَ مِن دُونِهِ لَا يَقْضُونَ

سچو فيصلو فرمائي ٿو ۽ ان کان سواءِ جن جي ٤٤ پوڄا ڪن ٿا اهي ڪو به فيصلو نه ٿا ڪن

بِشَيْءٍ ۗ إِنَّ اللَّهَ هُوَ السَّمِيعُ الْبَصِيرُ ﴿٢٠﴾ أَوَلَمْ يَسِيرُوا فِي

٤٥ بيشڪ الله ئي ٻڌي ۽ ڏسي ٿو. ٤٦ پوءِ ڇا انهن زمين ۾ سفر نه ڪيو

الْأَرْضِ فَيَنظُرُوا كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الَّذِينَ كَانُوا مِن قَبْلِهِمْ ۚ

جو ڏسن ها ته ڪهڙو انجام ٿيو انهن کان اڳين جو ٤٧

ع ٢ / ١١ / ٧

منزل ٦

٢٦ يعني پنهنجي مصنوعات عجائبات جيڪي ان جي ڪمال قدرت تي دلالت ڪن ٿا مثلاً هوا ڪڪر ۽ بجلي وغيره. ٢٧ مينهن وسائي ڪري. ٢٨ ۽ انهن نشانين مان نصيحت نه ٿو وٺي. ٢٩ سيني ڪمن ۾ الله تعالى جي طرف ۽ شرڪ کان توبهه تائب ٿي. ٣٠ شرڪ کان پاسو ڪري. ٣١ نبين ۽ ولين کي ۽ عالمن کي جنت ۾. ٣٢ يعني پنهنجن ٻانهن مان جنهن کي چاهي ٿو نبوت جو منصب عطا فرمائي ٿو ۽ جنهن کي نبي بڻائي ٿو ان جو ڪم ٿئي ٿو. ٣٣ يعني خدا جي خلق کي قيامت جي ڏينهن جو خوف ڏياري، جنهن ڏينهن آسمان ۽ زمين وارا ٻيهر پيا ملندا ۽ روح جسمن سان ۽ هر عمل ڪرڻ وارو پنهنجي عمل سان ملندو. ٣٤ قبرن مان نڪري ڪري ۽ ڪا عمارت يا ڪو جبل ۽ لڪڻ جي جڳهه ۽ آڙ نه لهندا. ٣٥ نه عمل، نه قول، نه ٻيا احوال ۽ الله تعالى کان ته ڪا شيءِ ڪڏهن نه ٿي لڪي سگهي پر هي ڏينهن اهڙو ٿيندو جو انهن ماڻهن جي لاءِ ڪو پردو ۽ آڙ جي شيءِ نه ٿيندي جنهن جي ذريعي اهي پنهنجي خيال ۾ پنهنجي حال کي لڪائي سگهن ۽ خلق جي فنا کان پوءِ الله فرمائيندو. ٣٦ هاڻي ڪير نه هوندو جو جواب ڏئي، پاڻ ئي جواب ۾ فرمائيندو ته الله واحد القهار جي ۽ هڪ قول هي آهي ته قيامت جي ڏينهن جڏهن سمورا ٻيهر پيا حاضر ٿيندا ته هڪ ندا ڪرڻ وارو ندا ڪندو اڄ ڪنهن جي بادشاهي آهي؟ سموري خلق جواب ڏيندي لِلّٰهِ الْوَاحِدِ الْقَهَّارِ الله واحد القهار جي. جيئن ته اڳي ارشاد ٿئي ٿو. ٣٧ مؤمن اهو جواب گهڻي لذت سان عرض ڪندا، ڇو ته اهي دنيا ۾ اهوئي اعتقاد رکندا هئا، اهوئي چوندا هئا ۽ انهيءَ جي صدق تي انهن کي مرتبا ملندا ۽ ڪافر ذلت ۽ پشيماني سان ان جو اقرار ڪندا ۽ دنيا ۾ پنهنجي منڪر رهڻ تي شرمنده ٿيندا. ٣٨ نيڪ پنهنجي نيڪي جو ۽ برو پنهنجي برائي جو. ٣٩ هن مان قيامت جو ڏينهن مراد آهي. ٤٠ خوف جي سختي کان نه ٻاهر نڪري سگهن، نه اندر (پنهنجي جاءِ تي) واپس وڃي سگهن. ٤١ يعني ڪافر شفاعت کان محروم رهندا. ٤٢ يعني نگاهن جي خيانت ۽ چوري نامحرم کي ڏسڻ ۽ منع ڪيل شين تي نظر وجهڻ. ٤٣ يعني دلين جا راز سڀ شيون الله تعالى جي علم ۾ آهن. ٤٤ يعني جن بتن کي هي مشرڪ. ٤٥ جيڪي نه اهي علم رکن ٿا نه قدرت، ته پوءِ انهن جي عبادت ڪرڻ ۽ انهن کي خدا پاڪ جو شريڪ بڻائڻ گهڻو ئي کليل باطل آهي. ٤٦ پنهنجي مخلوق جي اقوال افعال ۽ سمورن احوال کي. ٤٧ جن رسولن جي تڪذيب ڪئي هئي

كَانُوْا هُمْ اَشَدَّ مِنْهُمْ قُوَّةً وَّاٰثَارًا فِى الْاَرْضِ فَاَخَذَهُمُ اللّٰهُ
انهن جي طاقت ۽ زمين ۾ جيڪي نشان ڇڏي ويا ف٤٨ انهن کان وڌيڪ هئا پوءِ الله انهن کي
بِذُنُوْبِهِمْ ؕ وَمَا كَانَ لَهُمْ مِّنَ اللّٰهِ مِنْ وَّاقٍ ﴿٢١﴾ ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ كَانَتْ
سندن گناهن تي پڪڙيائين ۽ الله کان انهن کي بچائڻ وارو ڪو به نه هو. ف٤٩ هي ان ڪري جو انهن وٽ
تَّاْتِيْهِمْ رُسُلُهُمْ بِالْبَيِّنٰتِ فَكَفَرُوْا فَاَخَذَهُمُ اللّٰهُ ؕ اِنَّهٗ قَوِيٌّ
انهن جا رسول روشن نشانيون کڻي آيا ف٥٠ پوءِ انهن ڪفر ڪيو ته انهن کي الله پڪڙيو، بيشڪ الله
شَدِيْدُ الْعِقَابِ ﴿٢٢﴾ وَلَقَدْ اَرْسَلْنَا مُوْسٰى بِاٰيٰتِنَا وَسُلْطٰنٍ مُّبِيْنٍ ﴿٢٣﴾
زبردست سخت عذاب وارو آهي. بيشڪ اسان موسىٰ کي پنهنجن نشانين ۽ روشن سند سان گڏ موڪليو.
اِلٰى فِرْعَوْنَ وَهَامٰنَ وَقَارُوْنَ فَقَالُوْا سٰحِرٌ كَذَّابٌ ﴿٢٤﴾ فَلَمَّا
فرعون ۽ هامان ۽ قارون جي طرف پوءِ انهن چيو جادوگر آهي وڏو ڪوڙو. ف٥١ پوءِ جڏهن اهو
جَآءَهُمْ بِالْحَقِّ مِنْ عِنْدِنَا قَالُوا اقْتُلُوْٓا اَبْنَآءَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا
انهن وٽ حق کڻي آيو اسان جي طرفان ف٥٢ چيائون جن ان تي ايمان آندو انهن جي پٽن کي قتل ڪيو
مَعَهٗ وَاسْتَحْيُوْا نِسَآءَهُمْ ؕ وَمَا كَيْدُ الْكٰفِرِيْنَ اِلَّا فِىْ ضَلٰلٍ ﴿٢٥﴾ وَ
۽ عورتون زنده رکو ف٥٣ ۽ ڪافرن جي سازش نه آهي مگر ڀٽڪڻ ف٥٤.
قَالَ فِرْعَوْنُ ذَرُوْنِيْٓ اَقْتُلْ مُوْسٰى وَلْيَدْعُ رَبَّهٗ ۚ اِنِّيْٓ اَخَافُ
۽ فرعون چيو ف٥٥ مون کي ڇڏيو ته مان موسىٰ کي قتل ڪريان ف٥٦ ۽ پڪي ته اهو پنهنجي رب کي سڏي ف٥٧ مان ڊڄان ٿو
اَنْ يُّبَدِّلَ دِيْنَكُمْ اَوْ اَنْ يُّظْهِرَ فِى الْاَرْضِ الْفَسَادَ ﴿٢٦﴾ وَقَالَ
متان اهو توهان جو دين ڦيرائي ڇڏي ف٥٨ يا زمين ۾ فساد ڇمڪائي ف٥٩ ۽ موسىٰ
مُوْسٰٓى اِنِّيْ عُذْتُ بِرَبِّيْ وَرَبِّكُمْ مِّنْ كُلِّ مُتَكَبِّرٍ لَّا يُؤْمِنُ
ف٦٠ چيو مان پناهه ورتي پنهنجي ۽ توهان جي رب جي هر متڪبر کان جيڪو حساب جي ڏينهن تي يقين
بِيَوْمِ الْحِسَابِ ﴿٢٧﴾ وَقَالَ رَجُلٌ مُّؤْمِنٌ ۖ مِّنْ اٰلِ فِرْعَوْنَ يَكْتُمُ
نه ٿو رکي ف٦١ ۽ چيو فرعون وارن مان هڪڙي مسلمان مرد جيڪو پنهنجي ايمان کي لڪائيندو هو
اِيْمَانَهٗٓ اَتَقْتُلُوْنَ رَجُلًا اَنْ يَّقُوْلَ رَبِّىَ اللّٰهُ وَقَدْ جَآءَكُمْ
ڇا هڪڙي مڙس کي هن ڪري قتل ڪريو ٿا جو اهو چوي ٿو ته منهنجو رب الله آهي ۽ بيشڪ اهو توهان وٽ روشن نشانيون



ف٤٨ قلعا، محل، نهرون، حوض ۽ وڏيون وڏيون عمارتون.

ف٤٩ جيڪو انهن کي عذابِ الاهيءَ کان بچائي سگهي. عقلمند جو ڪم آهي ته ٻين جي حال مان عبرت حاصل ڪري. هن زماني جا ڪافر هي حالتون ڏسي ڪري ڇو نه ٿا عبرت حاصل ڪن، ڇو نه ٿا سوچن ته اڳيون قومون ڪا نئن زياده قوي، تندرست ۽ ملڪيت ۽ اقتدار واريون هيون جي باوجود هن عبرتناڪ طريقي تي تباهه ڪيون ويون. اهو ڇو ٿيو؟

ف٥٠ معجزا ڏيکاريندي.

ف٥١ ۽ انهن اسان جي نشانين ۽ دليلن کي جادو ٻڌايو.

ف٥٢ يعني نبي تي ڪري الله تعالىٰ جو پيغام آندائين ته فرعون ۽ فرعونين.

ف٥٣ ته جيئن ماڻهو حضرت موسىٰ عليه السلام جي پيروي کان باز اچن.

ف٥٤ ڪجهه به ڪارائتو نه آهي، بالڪل نڪمو ۽ بيڪار. اڳ ۾ به فرعونين فرعون جي حڪم سان هزارين قتل ڪيا، مگر قضاءِ الاهي ٿي ڪري رهي ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام کي جهان جي پالڻهار فرعون جي گهر ۾ پاليو. ڪا نئس خدمتون ڪرايون جيئن فرعونين جو اهو مڪر بيڪار ويو. ايئن ئي هاڻي ايمان وارن کي روڪڻ جي لاءِ وري بيهر قتل شروع ڪرڻ بيڪار آهي. حضرت موسىٰ عليه السلام جي دين جو واڌ جو الله تعالىٰ کي منظور آهي، ان کي ڪير روڪي سگهي ٿو.

ف٥٥ پنهنجي ٽولي کي.

ف٥٦ فرعون جڏهن به حضرت موسىٰ عليه الصلوٰة والسلام جي قتل ڪرڻ جو ارادو ڪيو ته سندس قوم جا ماڻهو کيس ان کان منع ڪندا هئا ۽ چوندا هئا ته هي اهو شخص نه آهي، جنهنجو توکي انديشو آهي، هي ڏهڪ معمولي جادوگر آهي، هن تي ته اسان پنهنجي جادوءَ سان غالب اچي وينداسون ۽ جيڪڏهن ان کي قتل ڪري ڇڏيئي ته پوءِ عام ماڻهو شبهي ۾ پئجي ويندا ته اهو شخص سچو هو، حق تي هو. توهان دليل سان ان جو مقابلو ڪرڻ ۾ عاجز ٿيئين، جواب نه ڏيئي سگهين ته پوءِ تو ان کي قتل ڪري ڇڏيو. پر حقيقت ۾ فرعون جو هي چوڻ ته مون کي ڇڏي ڏيو، مان موسىٰ کي قتل ڪريان، اها خالص ڌمڪي هئي، ان کي خود سندس نبي برحق هجڻ جو يقين هو ۽ ڄاڻندو هو ته پاڻ جيڪي معجزا آندا اٿس، سي آياتِ الاهيه آهن جادو نه آهن پر هي سمجهندو هو ته جيڪڏهن سندس قتل جو ارادو ڪندو ته پوءِ پاڻ ان کي هلاڪ ڪرڻ ۾ جلدي نه فرمائيندو. ان کان هي بهتر آهي ته ڏگهي بحث ۾ وڌيڪ وقت گذاريو وڃي. اگر فرعون پنهنجي دل ۾ کيس نبي برحق نه سمجهي ها ۽ هي نه ڄاڻي ها ته رباني تائيد يون جيڪي ساڻس گڏ آهن، تن جو مقابلو ناممڪن آهي ته پوءِ سندس قتل ۾ هرگز تامل نه ڪري ها، ڇو ته اهو وڏو جلاد، قاتل، ظالم ۽ بي درد هو. ننڍڙي ڳالهه ۾ هزارين خون ڪري وجهندو هو.



ف٥٧ جنهن جو پاڻ کي رسول ٻڌائي ٿو ته جيئن سندس رب کيس اسان کان بچائي. فرعون جا اهو مقولو هن تي شاهد آهي ته سندس دل ۾ حضرت موسىٰ ۽ ان جي دعائن جو خوف هو. اهو پنهنجي دل ۾ ڪانئس ڊڄندو هو. ظاهري عزت رکڻ جي لاءِ هي ظاهر ڪندو هو ته اهو قوم جي منع ڪرڻ جي ڪري حضرت موسىٰ عليه السلام کي قتل نه ٿو ڪري. ف٥٨ ۽ توهان کان فرعون پرستي ۽ بت پرستي ڇڏائي. ف٥٩ جنگ ۽ قتل ڪري. ف٦٠ فرعون جون ڌمڪيون ٻڌي ڪري. ف٦١ حضرت موسىٰ عليه السلام فرعون جي سختين جي جواب ۾ پنهنجي طرف کان ڪر تڪبر جو ڪلمو نه فرمايو بلڪ الله تعالىٰ کان پناهه گهريائين ۽ ان تي ڀروسو ڪيائين. اهوئي خدا شناسن جو طريقو آهي ۽ انهيءَ ڪري الله تعالىٰ کيس هرهڪ مصيبت کان محفوظ رکيو. هنن مبارڪ جملن ۾ ڪيتريون نفيس هدايتون آهن. هي فرمائڻ ته مان توهان جي ۽ پنهنجي رب جي پناهه وٺان ٿو ۽ هن ۾ هدايت آهي ته رب هڪ آهي، هيءَ به هدايت آهي ته جيڪو ان جي پناهه ۾ اچي، ان تي ڀروسو ڪري ۽ اهو ان جي مدد فرمائي ته ڪو به ان کي نقصان نه ٿو پهچائي سگهي. هيءَ به هدايت آهي ته انهيءَ تي ڀروسو ڪرڻ بندگي جو شان آهي ۽ توهان جي رب فرمائڻ ۾ هيءَ به هدايت آهي ته جيڪڏهن توهان ان تي ڀروسو ڪريو ته توهان کي به سعادت نصيب ٿئي.

بِالْبَيِّنٰتِ مِنْ رَّبِّكُمْ ۭ وَاِنْ يَّكُ كَاذِبًا فَعَلَيْهِ كَذِبُهٗ ۚ وَاِنْ يَّكُ

ڪي آيو توهان جي رب جي طرفان ٦٢؎ ۽ جيڪڏهن بالفرض اهو غلط چوي ٿو ته ان جي غلط چوڻ جو وبال انهيءَ تي

صَادِقًا يُّصِبْكُمْ بَعْضُ الَّذِيْ يَعِدُكُمْ ۭ اِنَّ اللّٰهَ لَا يَهْدِيْ مَنْ

۽ جيڪڏهن اهو سچو آهي ته توهان کي پهچندو انهيءَ جو ڪجھ حصو جنهن جي توهان کي دڙڪي ڏئي ٿو ٦٣؎ بيشڪ الله هدايت نه ٿو

هُوَ مُسْرِفٌ كَذَّابٌ ۝٢٨ يٰقَوْمِ لَكُمُ الْمُلْكُ الْيَوْمَ ظٰهِرِيْنَ فِي الْاَرْضِ ۡ

ڪري ان کي جيڪو حد لنگهندڙ ڏاڍو ڪوڙو هجي ٦٤؎ اي منهنجي قوم اڄ بادشاهي توهان جي آهي ۽ توهين زمين ۾

فَمَنْ يَّنْصُرُنَا مِنْۢ بَاْسِ اللّٰهِ اِنْ جَاۗءَنَا ۭ قَالَ فِرْعَوْنُ مَآ اُرِيْكُمْ

غلبو رکو ٿا ٦٥؎ پوءِ الله جي عذاب کان اسان کي ڪير بچائيندو جيڪڏهن اسان تي اچي، فرعون چيو مان ته توهان

اِلَّا مَآ اَرٰى وَمَآ اَهْدِيْكُمْ اِلَّا سَبِيْلَ الرَّشَادِ ۝٢٩ وَقَالَ الَّذِيْٓ

کي اهو ئي سمجهايان ٿو جيڪا منهنجي سمجھ آهي ٦٦؎ ۽ مان توهان کي اهو ئي ڏيکاريان ٿو جيڪو ڀلائي وارو رستو آهي

اٰمَنَ يٰقَوْمِ اِنِّىْٓ اَخَافُ عَلَيْكُمْ مِّثْلَ يَوْمِ الْاَحْزَابِ ۝٣٠ۙ مِثْلَ

۽ ايمان واري چيو اي منهنجي قوم مون کي توهان تي ٦٧؎ اڳين ٽولن جي ڏينهن جهڙو

دَاْبِ قَوْمِ نُوْحٍ وَّعَادٍ وَّثَمُوْدَ وَالَّذِيْنَ مِنْۢ بَعْدِهِمْ ۭ وَمَا اللّٰهُ

خوف آهي. ٦٨؎ جيئن دستور گذريو نوح جي قوم ۽ عاد ۽ ثمود ۽ انهن کان بعد وارن جو

يُرِيْدُ ظُلْمًا لِّلْعِبَادِ ۝٣١ وَيٰقَوْمِ اِنِّىْٓ اَخَافُ عَلَيْكُمْ يَوْمَ التَّنَادِ ۝٣٢ۙ

۽ الله ٻانهن تي ظلم نه ٿو چاهي ٧٠؎ ۽ اي منهنجي قوم! مان توهان تي ان ڏينهن کان ڊڄان ٿو

يَوْمَ تُوَلُّوْنَ مُدْبِرِيْنَ ۚ مَا لَكُمْ مِّنَ اللّٰهِ مِنْ عَاصِمٍ ۚ وَمَنْ

جنهن ڏينهن سڏ جو شور مچندو ٧١؎. جنهن ڏينهن پٺي ڏيئي ڀڄندؤ ٧٢؎ الله کان توهان کي بچائڻ وارو ڪو به

يُّضْلِلِ اللّٰهُ فَمَا لَهٗ مِنْ هَادٍ ۝٣٣ وَلَقَدْ جَاۗءَكُمْ يُوْسُفُ مِنْ

نه آهي ۽ جنهن کي الله گمراهه ڪري ان کي ڪو به راهه ڏيکارڻ وارو ڪونهي. بيشڪ ان کان اڳي

قَبْلُ بِالْبَيِّنٰتِ فَمَا زِلْتُمْ فِيْ شَكٍّ مِّمَّا جَاۗءَكُمْ بِهٖ ۭ حَتّٰٓى اِذَا

٧٤؎ توهان وٽ يوسف روشن نشانيون کڻي آيو توهان ان جي آندل بابت شڪ ۾ ئي رهيؤ

هَلَكَ قُلْتُمْ لَنْ يَّبْعَثَ اللّٰهُ مِنْۢ بَعْدِهٖ رَسُوْلًا ۭ كَذٰلِكَ

ايستائين جو جڏهن انهيءَ انتقال فرمايو ته توهان چيو ته هاڻي الله هرگز ڪو رسول نه موڪليندو ٧٥؎ الله ايئن ئي



٦٢؎ جن سان انهن جو صدق ظاهر ٿي ويو يعني نبوت ثابت ٿي وئي.

٦٣؎ مطلب هي آهي ته ٻن حالن کان خالي نه آهي يا هيءُ سچو هوندو يا ڪوڙو اگر ڪوڙو آهي ته اهڙي معاملي ۾ ڪوڙ ڳالهائي ان جي وبال کان بچي ئي نه ٿو سگهي هلاڪ ٿي ويندو ۽ جيڪڏهن سچو آهي ته پوءِ جنهن عذاب جو توهان کي واعدو ڏئي ٿو ان مان بالفعل ڪجھ توهان کي پهچي ئي ويندو. ڪجھ پهچڻ هن ڪري چيائين ته سندس واعدو دنيا ۽ آخرت جي عذاب ٻنهي کي عام هو ان مان بالفعل دنيا جو عذاب ئي پيش اچڻو هو.

٦٤؎ جو خدا تي ڪوڙ مڙهي.

٦٥؎ يعني مصر ۾ پوءِ اهڙو ڪم نه ڪريو جو الله تعالى جو عذاب اچي. جيڪڏهن الله تعالى جو عذاب آيو.

٦٦؎ يعني حضرت موسىٰ عليه السلام کي قتل ڪرڻ.

٦٧؎ حضرت موسىٰ عليه السلام جي تڪذيب ڪرڻ ۽ ان جي پويان لڳڻ سان.

٦٨؎ جن رسولن جي تڪذيب ڪئي.

٦٩؎ جو نبين سڳورن جي تڪذيب ڪندا رهيا ۽ هر هڪ کي الله تعالى جي عذاب هلاڪ ڪيو.

٧٠؎ گناهه کان سواءِ انهن تي عذاب نه ٿو فرمائي ۽ حجت جي قائم ڪرڻ کان سواءِ انهن کي هلاڪ نه ٿو ڪري.

٧١؎ اهو قيامت جو ڏينهن هوندو ۽ قيامت جي ڏينهن کي يوم التناد يعني ٻُڪا جو ڏينهن هن ڪري چيو ويو ٿو ته ان ڏينهن مختلف قسم جون پڪارون ٿيل هونديون. هر شخص پنهنجي اڳواڻ سان ۽ هر جماعت پنهنجي امام سان گڏ سڏي ويندي. جنتي دوزخين کي ۽ دوزخي جنتين کي پڪاريندا. نيڪ بختي ۽ بدبختي جون ندائون ڪيون وينديون ته فلاڻو نيڪ بخت ٿيو هاڻي ڪڏهن بدبخت نه ٿيندو ۽ فلاڻو بدبخت ٿي ويو هاڻي ڪڏهن به نيڪ بخت نه ٿيندو ۽ جنهن وقت موت ذبح ڪيو ويندو، ان وقت ندا ڪئي ويندي ته اي جنت وارؤ! هاڻي هميشگي آهي موت نه آهي ۽ اي دوزخيو! هاڻي دوام آهي، موت نه آهي.

٧٢؎ حساب جي جاءِ کان دوزخ جي طرف.

٧٣؎ يعني ان جي عذاب کان.

٧٤؎ يعني حضرت موسىٰ عليه السلام کان اڳ.

٧٥؎ هيءُ ٻي دليل ڳالهه ته توهان يعني توهان جي اڳين پاڻ گهڙي ته جيستائين حضرت يوسف عليه السلام کان پوءِ اچڻ وارن نبين سڳورن جي تڪذيب ڪريو ۽ انهن کي ڪوڙو چيئو پوءِ توهان ڪفر تي قائم رهيؤ حضرت يوسف عليه السلام جي نبوت ۾ شڪ ڪندا رهيؤ ۽ پوءِ جي نبوت جي انڪار جي لاءِ توهان هي منصوبو بنائي ورتو ته هاڻي الله تعالى ڪو رسول ئي نه موڪليندو.

يُضِلُّ اللّٰهُ مَنْ هُوَ مُسْرِفٌ مُّرْتَابُ ۣ ۚ ﴿٣٤﴾ الَّذِيْنَ يُجَادِلُوْنَ فِيْٓ

گمراھ ڪري ٿو ان کي جيڪو حد لنگھندڙ شڪ ڪندڙ آھي ؀۷۶ اھي جيڪي الله جي آيتن ۾ جهڳڙو ڪندا آھن

اٰيٰتِ اللّٰهِ بِغَيْرِ سُلْطٰنٍ اَتٰىهُمْ ۭ كَبُرَ مَقْتًا عِنْدَ اللّٰهِ وَعِنْدَ

؀۷۷ بغير ڪنهن سند جي جا انهن کي ملي هجي ڪيڏي نه بيزاري جي ڳالهه آهي الله وٽ

الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا ۭ كَذٰلِكَ يَطْبَعُ اللّٰهُ عَلٰي كُلِّ قَلْبِ مُتَكَبِّرٍ جَبَّارٍ ﴿٣٥﴾

۽ ايمان وارن وٽ الله ايئن ئي نبو هڻي ٿو متڪبر سرڪش جي سموري دل تي ؀۷۸ . ۽

وَقَالَ فِرْعَوْنُ يٰهَامٰنُ ابْنِ لِيْ صَرْحًا لَّعَلِّيْٓ اَبْلُغُ الْاَسْبَابَ ﴿٣٦﴾

فرعون چيو ؀۷۹ اي هامان منهنجي لاءِ اچو محل ٺاهه شايد مان پهچي وڃان رستن تائين .

اَسْبَابَ السَّمٰوٰتِ فَاَطَّلِعَ اِلٰٓى اِلٰهِ مُوْسٰى وَاِنِّىْ لَاَظُنُّهٗ كَاذِبًا ۭ

آسمان جا رستا ۽ پوءِ موسىٰ جي خدا کي جهاتي پائي ڏسان ۽ بيشڪ منهنجي گمان ۾ اھو ڪوڙو آهي

وَكَذٰلِكَ زُيِّنَ لِفِرْعَوْنَ سُوْۗءُ عَمَلِهٖ وَصُدَّ عَنِ السَّبِيْلِ ۭ وَمَا

؀۸۰ ۽ ايئن ئي فرعون جي نظر ۾ سندس برو ڪم ؀۸۱ ڀلو ڪري ڏيکاريو ويو ؀۸۲ ۽ اهو سڌي کان روڪيو ويو ۽ فرعون جي

كَيْدُ فِرْعَوْنَ اِلَّا فِيْ تَبَابٍ ﴿٣٧﴾ ۧ وَقَالَ الَّذِيْٓ اٰمَنَ يٰقَوْمِ اتَّبِعُوْنِ

سازش ؀۸۳ نه هئي مگر تباهي ۾ ۽ ان ايمان واري چيو اي منهنجي قوم منهنجي پٺيان هلو

اَهْدِكُمْ سَبِيْلَ الرَّشَادِ ﴿٣٨﴾ ۚ يٰقَوْمِ اِنَّمَا هٰذِهِ الْحَيٰوةُ الدُّنْيَا مَتَاعٌ ۡ

ته مان توهان کي ڀلائي جي راهه ڏيکاريان . اي منهنجي قوم هيءُ دنيا جي زندگي ته ڪجهه نفعو ئي وٺڻ آهي ؀۸۴

وَّاِنَّ الْاٰخِرَةَ هِىَ دَارُ الْقَرَارِ ﴿٣٩﴾ مَنْ عَمِلَ سَيِّئَةً فَلَا يُجْزٰٓى

۽ بيشڪ آخرت هميشه رهڻ جو گهر آهي ؀۸۵ . ۽ جنهن برا ڪم ڪيا ته پوءِ ان کي بدلو نه ملندو مگر

اِلَّا مِثْلَهَا ۚ وَمَنْ عَمِلَ صَالِحًا مِّنْ ذَكَرٍ اَوْ اُنْثٰى وَهُوَ مُؤْمِنٌ

اوترو ئي ۽ جنهن چڱا ڪم ڪيا مرد هجي توڙي عورت پر هجي مسلمان ؀۸۶

فَاُولٰۗىِٕكَ يَدْخُلُوْنَ الْجَنَّةَ يُرْزَقُوْنَ فِيْهَا بِغَيْرِ حِسَابٍ ﴿٤٠﴾ وَ

پوءِ اهي جنت ۾ داخل ڪيا ويندا اتي رزق ڏنا ويندا بي حساب . ؀۸۷ ۽ اي منهنجي قوم مون کي ڇا ٿيو آ جو مان

يٰقَوْمِ مَا لِيْٓ اَدْعُوْكُمْ اِلَى النَّجٰوةِ وَتَدْعُوْنَنِيْٓ اِلَى النَّارِ ﴿٤١﴾ ۭ

توهان کي سڏيان ٿو ڇوٽڪاري جي طرف ؀۸۸ ۽ توهان مون کي سڏيو ٿا دوزخ جي طرف ؀۸۹ .

ع ١٠ / ٩

النصف

؀۷۶ انهن شين ۾ جن تي روشن دليل شاهد آهن.

؀۷۷ انهن کي ڪوڙو چئي .

؀۷۸ ته ان ۾ هدايت قبول ڪرڻ جو ڪو محل باقي نه رهي .

؀۷۹ جهالت ۽ فريب کان پنهنجي وزير کي

؀۸۰ يعني موسىٰ مون کان سواءِ ٻئي خدا جو ذڪر ڪري ٿو ۽ هي ڳالهه فرعون پنهنجي قوم کي فريب ڏيڻ جي لاءِ چئي، جو نه اهو ڄاڻندو هو ته معبود برحق صرف الله تعالىٰ آهي ۽ فرعون پنهنجو پاڻ کي فريب ڪاري جي لاءِ معبود سڏائيندو هو. (ان واقعي جو بيان سورة قصص ۾ گذري چڪو آهي).

؀۸۱ يعني الله تعالىٰ سان شرڪ ڪرڻ ۽ ان جي رسول کي ڪوڙو چوڻ.

؀۸۲ يعني شيطان وسوسا وجهي ڪري ان جون برايون ان جي نظر ۾ ڀليون ڪري ڏيکاريون.

؀۸۳ جيڪو حضرت موسىٰ عليه السلام جي آيتن کي باطل ڪرڻ جي لاءِ اُن اختيار ڪيون.

؀۸۴ يعني ٿوري مدت جي لاءِ بي بقا فائدو آهي، جنهن کي بقا نه آهي.

؀۸۵ مراد هي آهي ته دنيا فاني آهي ۽ آخرت باقي ۽ جاوداني جاوداني ئي بهتر. هن ڪان پوءِ نيڪ ۽ برا عمل ۽ انهن جو انجام ڏيکاريائين .

؀۸۶ ڇو ته عملن جي مقبوليت ايمان تي موقوف آهي.

؀۸۷ هي الله تعالىٰ جو وڏو فضل آهي. ؀۸۸ جنت جي طرف ايمان ۽ طاعت جي تلقين ڪري. ؀۸۹ ڪفر ۽ شرڪ جي دعوت ڏيئي ڪري.

تَدْعُوْنَنِیْ لِاَكْفُرَ بِاللّٰهِ وَاُشْرِكَ بِهٖ مَا لَیْسَ لِیْ بِهٖ عِلْمٌ وَّ اَنَا

مون کي ان طرف سڏيو ٿا جو الله جو انڪار ڪريان ۽ اهڙي کي ان جو شريڪ ڪريان جيڪو منهنجي علم ۾ آهي ئي ڪون ۽ مان توهان کي سڏيان ٿو

اَدْعُوْكُمْ اِلَی الْعَزِیْزِ الْغَفَّارِ ﴿۴۲﴾ لَا جَرَمَ اَنَّمَا تَدْعُوْنَنِیْ اِلَیْهِ لَیْسَ

عزت واري گهڻي بخشڻهار جي طرف. پنهنجو پاڻ ئي ثابت ٿيو ته جنهن جي طرف توهان مون کي سڏيو ٿا ٩٠ ان کي

لَهٗ دَعْوَةٌ فِی الدُّنْیَا وَ لَا فِی الْاٰخِرَةِ وَ اَنَّ مَرَدَّنَاۤ اِلَی اللّٰهِ وَ اَنَّ

سڏڻ ڪٿهن ڪم جو ڪونهي دنيا ۾ ۽ نه آخرت ۾ ٩١ ۽ هي ته اسان جو موٽڻ الله جي طرف آهي ٩٢ ۽ هي ته

الْمُسْرِفِیْنَ هُمْ اَصْحٰبُ النَّارِ ﴿۴۳﴾ فَسَتَذْكُرُوْنَ مَاۤ اَقُوْلُ لَكُمْ ؕ وَ

حد لنگهڻ وارا ٩٣ ئي جهنمي آهن. پوءِ اجهو اهو وقت اچڻ وارو آهي جيڪي مان اوهان کي چئي رهيو آهيان ان

اُفَوِّضُ اَمْرِیْۤ اِلَی اللّٰهِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ بَصِیْرٌۢ بِالْعِبَادِ ﴿۴۴﴾ فَوَقٰىهُ

کي ياد ڪندؤ ٩٤ ۽ مان پنهنجو ڪم الله جي حوالي ڪريان ٿو، بيشڪ الله ٻانهن کي ڏسي ٿو ٩٥. پوءِ الله ان کي

اللّٰهُ سَیِّاٰتِ مَا مَكَرُوْا وَ حَاقَ بِاٰلِ فِرْعَوْنَ سُوْٓءُ الْعَذَابِ ﴿۴۵﴾ اَلنَّارُ

بچائي ورتو انهن جي سازشن جي برائي کان ٩٦ ۽ فرعون وارن کي بڇڙي عذاب اچي گهيريو ٩٧.

یُعْرَضُوْنَ عَلَیْهَا غُدُوًّا وَّ عَشِیًّا ۚ وَ یَوْمَ تَقُوْمُ السَّاعَةُ ۫

انهن کي صبح شام باهه تي پيش ڪيو ويندو آهي ٩٨ ۽ جنهن ڏينهن قيامت قائم ٿيندي

اَدْخِلُوْۤا اٰلَ فِرْعَوْنَ اَشَدَّ الْعَذَابِ ﴿۴۶﴾ وَ اِذْ یَتَحَآجُّوْنَ فِی النَّارِ

حڪم ٿيندو فرعون وارن کي سخت تر عذاب ۾ داخل ڪيو. ۽ ٩٩ جڏهن اهي باهه ۾ هڪ ٻئي ۾

فَیَقُوْلُ الضُّعَفٰٓؤُا لِلَّذِیْنَ اسْتَكْبَرُوْۤا اِنَّا كُنَّا لَكُمْ تَبَعًا فَهَلْ

جهيڙو ڪندا ته ڪمزور چوندا انهن کي جيڪي وڏا بڻيا هئا اسان توهان جي تابع هئاسين ١٠٠

اَنْتُمْ مُّغْنُوْنَ عَنَّا نَصِیْبًا مِّنَ النَّارِ ﴿۴۷﴾ قَالَ الَّذِیْنَ اسْتَكْبَرُوْۤا

پوءِ ڇا اسان کان باهه جو ڪو حصو گهٽ ڪرائيندؤ. تڪبر وارا چوندا ١٠١ اسان سڀ باهه

اِنَّا كُلٌّ فِیْهَاۤ ۙ اِنَّ اللّٰهَ قَدْ حَكَمَ بَیْنَ الْعِبَادِ ﴿۴۸﴾ وَ قَالَ الَّذِیْنَ

۾ آهيون ١٠٢ بيشڪ الله ٻانهن ۾ فيصلو فرمائي چڪو ١٠٣ ۽ جيڪي باهه ۾ آهن سي

فِی النَّارِ لِخَزَنَةِ جَهَنَّمَ ادْعُوْا رَبَّكُمْ یُخَفِّفْ عَنَّا یَوْمًا مِّنَ

ان جي داروغن کي چوندا پنهنجي رب کي عرض ڪريو ته اسان کان هڪ ڏينهن عذاب جي هلڪائي ڪري



ف٩٠ يعني بُت جي طرف. ف٩١ ڇو ته اهو جماد بي جان آهي. ف٩٢ اهو ئي اسان کي جزا ڏيندو. ف٩٣ يعني ڪافر. ف٩٤ يعني عذاب جي نزول جي وقت توهان منهنجي نصيحت ياد ڪندؤ ۽ ان وقت جو ياد ڪرڻ ڪجهه ڪم نه ڏيندو. اهو ٻڌي ڪري انهن ماڻهن ان مؤمن کي ڌمڪايو ته جيڪڏهن تو اسان جي دين جي مخالفت ڪئي ته اسان تو سان برا پيش ايندا سون، ان جي جواب ۾ ان چيو: ف٩٥ ۽ انهن جي اعمال ۽ احوال کي ڄاڻي ٿو. پوءِ اهو مؤمن انهن مان نڪري جبل ڏانهن هليو ويو ۽ اتي نماز ۾ مشغول ٿي ويو. فرعون هزارين ماڻهو ان جي تلاش ۾ موڪليا. الله تعالىٰ ڦاڙيندڙ جانورن جي حفاظت تي مقرر ڪري ڇڏيا، جيڪو فرعوني ان جي طرف آيو، جانورن ان کي هلاڪ ڪيو، جيڪو واپس ويو ۽ ان فرعون کي حال پيش ڪيو، فرعون ان کي ڦاسي ڏيئي ڇڏي جيئن اهو حال مشهور نه ٿئي. ف٩٦ ۽ ان حضرت موسىٰ عليه السلام سان گڏ ٿي ڪري ڇوٽڪارو پاتو جيتوڻيڪ اهو فرعون جي قوم جو هو. ف٩٧ دنيا ۾ ته هي عذاب، جو اهي فرعون سان گڏ ٻُڏي ويا ۽ آخرت ۾ دوزخ. ف٩٨ ان ۾ ساڙيا وڃن ٿا. حضرت ابن مسعود رضي الله تعالىٰ عنه فرمايو ته فرعونين جا روح ڪارن پکين جي قالب ۾ روز ٻه ڀيرا صبح ۽ شام باهه تي پيش ڪيا وڃن ٿا ۽ انهن کي چيو وڃي ٿو ته هي باهه توهان جو مقام آهي ۽ قيامت تائين انهن سان اهو معمول رهندو ۽ هلندو. هن آيت ۾ قبر جي عذاب جي ثبوت تي دليل ورتو وڃي ٿو. بخاري ۽ مسلم جي حديث ۾ آهي ته هر مرڻ واري تي ان جو مقام صبح ۽ شام پيش ڪيو وڃي ٿو. جنتيءَ تي جنت جو ۽ دوزخيءَ تي دوزخ جو ۽ ان کي چيو وڃي ٿو ته هي تنهنجي رهڻ جو مقام آهي ايستائين جو قيامت جي ڏينهن الله تعالىٰ توکي ان جي طرف اٿاري. ف٩٩ ذڪر فرمايو اي محبوب محمد مصطفىٰ صلي الله تعالىٰ عليه واله وسلم! پنهنجي قوم کي جهنم جي اندر ڪافرن جو پاڻ ۾ جهڳڙي ڪرڻ جو حال ته ف١٠٠ دنيا ۾ ۽ توهان جي ڪري ئي ڪافر ٿيا سون. ف١٠١ يعني ڪافرن جا سردار جواب ڏيندا. ف١٠٢ هر هڪ پنهنجي نافرمانيءَ ۾ گرفتار، اسان مان ڪو ڪنهن جي ڪم نٿو اچي سگهي. ف١٠٣ ايماندارن کي ان جنت ۾ داخل ڪري ڇڏيو ۽ ڪافرن کي جهنم ۾، جيڪو ٿيڻو هو ٿي چڪو.

الْعَذَابِ ﴿٤٩﴾ قَالُوٓا اَوَلَمْ تَكُ تَاْتِيْكُمْ رُسُلُكُمْ بِالْبَيِّنٰتِ ؕ قَالُوْا

ف١٠٤ اهي جواب ۾ چوندا ڇا توهان وٽ توهان جا رسول روشن نشانيون کڻي نه آيا هُئا ف١٠٥ چوندا ڇو نه

بَلٰى ؕ قَالُوْا فَادْعُوْا ۚ وَمَا دُعٰٓؤُا الْكٰفِرِيْنَ اِلَّا فِيْ ضَلٰلٍ ﴿٥٠﴾ اِنَّا

ف١٠٦ چوندن پوءِ ته پاڻ دعا گهرو ف١٠٧ ۽ ڪافرن جي دعا نه فقط ڀٽڪندي وڃڻ لاءِ آهي . بيشڪ ضرور

لَنَنْصُرُ رُسُلَنَا وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا وَيَوْمَ يَقُوْمُ

اسان پنهنجن رسولن ۽ ايمان وارن جي مدد ڪنداسي ف١٠٨ دنيا جي زندگيءَ ۾ ۽ جنهن ڏينهن شاهد بيهندا

الْاَشْهَادُ ﴿٥١﴾ يَوْمَ لَا يَنْفَعُ الظّٰلِمِيْنَ مَعْذِرَتُهُمْ وَلَهُمُ اللَّعْنَةُ

ف١٠٩ جنهن ڏينهن ظالمن کي سندن بهانا ڪو به ڪم نه ڏيندا . ف١١٠ ۽ انهن جي واسطي لعنت آهي

وَلَهُمْ سُوْٓءُ الدَّارِ ﴿٥٢﴾ وَلَقَدْ اٰتَيْنَا مُوْسَى الْهُدٰى وَاَوْرَثْنَا

۽ انهن جي واسطي بُرو گهر . ف١١١ ۽ بيشڪ اسان موسىٰ کي رهنمائي عطا فرمائي ف١١٢ ۽ بني اسرائيل

بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ الْكِتٰبَ ﴿٥٣﴾ هُدًى وَّذِكْرٰى لِاُولِي الْاَلْبَابِ ﴿٥٤﴾

کي ڪتاب جو وارث ڪيوسون ف١١٣ عقلمندن جي واسطي هدايت ۽ نصيحت آهي . پوءِ اي محبوب !

فَاصْبِرْ اِنَّ وَعْدَ اللّٰهِ حَقٌّ وَّاسْتَغْفِرْ لِذَنْۢبِكَ وَسَبِّحْ بِحَمْدِ

تون صبر ڪر ف١١٤ بيشڪ الله جو وعدو سچو آهي ف١١٥ ۽ پنهنجن جي گناهن جي معافي گهُر ف١١٦ ۽ پنهنجي رب جي پاڪائي

رَبِّكَ بِالْعَشِيِّ وَالْاِبْكَارِ ﴿٥٥﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ يُجَادِلُوْنَ فِيْٓ اٰيٰتِ اللّٰهِ

بيان ڪر تعريف ڪندي صبح ۽ شام . ف١١٧ اهي جيڪي الله جي آيتن ۾ جهگڙو ڪن ٿا بغير ڪنهن سند جي

بِغَيْرِ سُلْطٰنٍ اَتٰىهُمْ ۙ اِنْ فِيْ صُدُوْرِهِمْ اِلَّا كِبْرٌ مَّا هُمْ

جو ڪين مليل هجي ف١١٨ انهن جي دلين ۾ نه فقط وڏائي جي هوس آهي ف١١٩ جنهن کي پهچي نه سگهندا

بِبَالِغِيْهِ ۚ فَاسْتَعِذْ بِاللّٰهِ ؕ اِنَّهٗ هُوَ السَّمِيْعُ الْبَصِيْرُ ﴿٥٦﴾ لَخَلْقُ

ف١٢٠ پوءِ تون الله جي پناهه گهُر ف١٢١ بيشڪ اهوئي ٻُڌي ڏسي ٿو . بيشڪ آسمانن

السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ اَكْبَرُ مِنْ خَلْقِ النَّاسِ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَ

۽ زمين جي پيدائش ماڻهن جي پيدا ڪرڻ کان تمام وڏي ڳالهه آهي ف١٢٢ پر گهڻا

النَّاسِ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿٥٧﴾ وَمَا يَسْتَوِي الْاَعْمٰى وَالْبَصِيْرُ ۙ وَالَّذِيْنَ

ماڻهو نه ٿا ڄاڻن . ف١٢٣ ۽ انڌو ۽ اکين وارو برابر نه ٿا ٿي سگهن ف١٢٤ ۽ نه اهي جن

ع ٥ ١٣ ١٠

ف١٠٤ يعني دُنيا جي هڪ ڏينهن جي مقدار تائين اسان جي عذاب ۾ تخفيف رهي . ف١٠٥ ڇا انهن چٽا معجزا پيش نه ڪيا هُئا يعني هاڻي توهان جي لاءِ عذر جي جاءِ باقي نه رهي . ف١٠٦ يعني ڪافرن نبين سڳورن جي تشريف آڻڻ ۽ پنهنجي ڪفر ڪرڻ جو اقرار ڪندا . ف١٠٧ اسان ڪافرن جي حق ۾ دُعا نه ڪنداسون ۽ توهان جي دُعا ڪرڻ به بيڪار آهي . ف١٠٨ انهن کي غلبو عطا فرمائي ۽ مضبوط حجت ڏيئي ڪري ۽ انهن جي دُشمنن کان بدلو وٺي ڪري . ف١٠٩ اهو قيامت جو ڏينهن آهي ته ملائڪ رسولن جي تبليغ ۽ ڪافرن جي تڪذيب جي شاهدي ڏيندا . ف١١٠ ۽ ڪافرن جو ڪو عذر قبول نه ڪيو ويندو . ف١١١ يعني جهنم . ف١١٢ يعني توريت ۽ معجزا . ف١١٣ يعني توريت جو انهن جي نبين سڳورن تي سيني نازل ٿيل ڪتابن جو . ف١١٤ پنهنجي قوم جي ايذاءَ تي . ف١١٥ اهو[*] توهان جي دشمنن کي هلاڪ ڪندو . ڪلبي چيو ته صبر واري آيت قتال واري آيت سان منسوخ ٿي وئي . ف١١٦ يعني پنهنجي امت جي . (مدارڪ) . ف١١٧ يعني الله تعالىٰ جي عبادت تي هميشگي رکو ۽ حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته هن مان پنج ئي نمازون مُراد آهن . ف١١٨ انهن جهگڙي ڪرڻ وارن مان قريش جا ڪافر مُراد آهن . ف١١٩ ۽ انهن جو اهوئي تڪبر انهن جي تڪذيب ۽ انڪار ۽ ڪفر جي اختيار ڪرڻ جو سبب ٿيو ته انهن هي پسند ڪيو جو ڪو انهن کان مٿانهون ٿئي . ان ڪري محبوب سيد الانبياء صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن سان دشمني ڪيائون هن فاسد خيال سان ته جيڪڏهن ڪين نبي مڃيندا سون ته پنهنجي وڏائي ويندي رهندي ۽ اُمتي ۽ ننڍو ٿيڻو پوندو ۽ خواهش رکن ٿا وڏي ٿيڻ جي . ف١٢٠ ۽ وڏائي حاصل نه ٿيندي بلڪ محبوب سائين جن جي مخالفت ۽ انڪار انهن جي حق ۾ ذلت ۽ خواري جو سبب ٿيندو . ف١٢١ حاسدن جي مڪر ۽ فريب کان . ف١٢٢ هي آيت بعث جي منڪرن جي رد ۾ نازل ٿي . انهن تي حجت قائم ڪئي وئي ته جڏهن توهان آسمان ۽ زمين جي پيدائش تي انهن جي عظمت ۽ وڏائي جي باوجود الله تعالىٰ کي قادر مڃيو ٿا ته وري انسان کي ٻيهر پيدا ڪرڻ ان جي قدرت کان ڇو ٻاهر سمجهو ٿا . ف١٢٣ گهڻن ماڻهن مان هتي ڪافر مُراد آهن ۽ انهن جي بعث جي انڪار جو سبب انهن جي بي علمي آهي جو اُهي آسمان ۽ زمين جي پيدائش تي قادر هجڻ سان بعث تي دليل نه ٿا وٺن ته پوءِ اهي انڌن وانگر آهن ۽ جيڪي مخلوقات جي وجود سان خالق جي قدرت تي دليل وٺن ٿا اُهي ڏسندڙن وانگر آهن . ف١٢٤ يعني جاهل ۽ عالم هڪجهڙا نه آهن .

[*] توهان جي مدد فرمائيندو ، توهان جي دين کي غالب ڪندو

اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ وَلَا الْمُسِیْٓءُ ؕ قَلِیْلًا مَّا تَتَذَكَّرُوْنَ ﴿٥٨﴾

ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون ۽ بدڪار ف ١٢٥ ، ڪيڏو نه گهٽ ڌيان ڏيو ٿا.

اِنَّ السَّاعَةَ لَاٰتِیَةٌ لَّا رَیْبَ فِیْهَا وَلٰكِنَّ اَكْثَرَ النَّاسِ لَا

بيشڪ قيامت ضرور اچڻ واري آهي جنهن ۾ ڪو به شڪ نه آهي پر گهڻا ماڻهو ايمان

یُؤْمِنُوْنَ ﴿٥٩﴾ وَقَالَ رَبُّكُمُ ادْعُوْنِیْٓ اَسْتَجِبْ لَكُمْ ؕ اِنَّ الَّذِیْنَ

نه ٿا آڻين. ف ١٢٦ ۽ توهان جي رب فرمايو مون کان دعا گهرو ته مان قبول ڪندس ف ١٢٧ بيشڪ جيڪي

یَسْتَكْبِرُوْنَ عَنْ عِبَادَتِیْ سَیَدْخُلُوْنَ جَهَنَّمَ دٰخِرِیْنَ ﴿٦٠﴾ ع

منهنجي عبادت کان وڏائي ڪن ٿا عنقريب جهنم ۾ داخل ٿيندا ذليل ٿي ڪري.

ع ٦ / ١١

اَللّٰهُ الَّذِیْ جَعَلَ لَكُمُ الَّیْلَ لِتَسْكُنُوْا فِیْهِ وَالنَّهَارَ مُبْصِرًا ؕ

الله آهي جنهن توهان جي واسطي رات پيدا ڪئي جو آرام ڪريو ان ۾ ۽ ڏينهن پيدا ڪيائين اکين کوليندڙ

اِنَّ اللّٰهَ لَذُوْ فَضْلٍ عَلَى النَّاسِ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَ النَّاسِ

ف ١٢٨ بيشڪ الله ماڻهن تي فضل وارو آهي پر گهڻا ماڻهو

وقف لازم

لَا یَشْكُرُوْنَ ﴿٦١﴾ ذٰلِكُمُ اللّٰهُ رَبُّكُمْ خَالِقُ كُلِّ شَیْءٍ ۘ لَآ اِلٰهَ اِلَّا

شڪر نه ٿا ڪن. اهو آهي الله توهان جو رب هر شيءِ جو پيدا ڪندڙ ان کان سواءِ ڪو به عبادت جي لائق نه آهي

هُوَ ۫ فَاَنّٰى تُؤْفَكُوْنَ ﴿٦٢﴾ كَذٰلِكَ یُؤْفَكُ الَّذِیْنَ كَانُوْا بِاٰیٰتِ اللّٰهِ

پوءِ ڪاڏي اونڌي منهن ورچو ٿا ف ١٢٩ اهڙي طرح اونڌا ٿيندا آهن ف ١٣٠ جيڪي الله جي آيتن جو انڪار ڪندا

یَجْحَدُوْنَ ﴿٦٣﴾ اَللّٰهُ الَّذِیْ جَعَلَ لَكُمُ الْاَرْضَ قَرَارًا وَّالسَّمَآءَ

آهن ف ١٣١ الله آهي جنهن توهان جي واسطي قرار واري زمين ٺاهي ف ١٣٢ ۽ آسمان کي ڇت

بِنَآءً وَّصَوَّرَكُمْ فَاَحْسَنَ صُوَرَكُمْ وَرَزَقَكُمْ مِّنَ الطَّیِّبٰتِ ؕ

ف ١٣٣ ۽ توهان جون صورتون سهڻيون ٺاهيائين ف ١٣٤ ۽ توهان کي پاڪ شيون ف ١٣٥ روزي ڏنائين

ذٰلِكُمُ اللّٰهُ رَبُّكُمْ ۚۖ فَتَبٰرَكَ اللّٰهُ رَبُّ الْعٰلَمِیْنَ ﴿٦٤﴾ هُوَ الْحَیُّ لَآ

اهو آهي الله توهان جو رب پوءِ وڏي برڪت وارو آهي الله سمورن جهانن جو رب. اهو ئي زنده آهي ف ١٣٦ ان کان سواءِ

اِلٰهَ اِلَّا هُوَ فَادْعُوْهُ مُخْلِصِیْنَ لَهُ الدِّیْنَ ؕ اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ

ڪو به بندگي جي لائق نه آهي پوءِ ان جي پوڄا ڪريو خالص انهيءَ جا ٿي ڪري سمورين خوبيون الله جي واسطي جيڪو



ف ١٢٥ يعني صالح مؤمن ۽ بدڪار ٻئي برابر نه آهن. ف ١٢٦ مرڻ کان پوءِ زنده ڪرڻ تي يقين نه ٿا ڪن. ف ١٢٧ الله تعاليٰ ٻانهن جون دعائون پنهنجي رحمت سان قبول فرمائي ٿو ۽ انهن جي قبوليت جي لاءِ چند شرط آهن: (١) دعا ۾ اخلاص (٢) دعا وقت دل ٻي طرف مشغول نه هجي. (٣) دعا ڪنهن منع ڪيل امر تي مشتمل نه هجي. (٤) پڪ هجي ته الله تعاليٰ جي رحمت تي يقين رکندو هجي. (٥) هي نه شڪايت ڪري ته مان دعا گهري، قبول نه ٿي. جڏهن انهن شرطن سان دعا ڪئي ويندي ته قبول ٿيندي. حديث شريف ۾ آهي دعا گهرڻ واري جي دعا قبول ٿيندي يا ته ان جي مراد دنيا ۾ ان کي جلد ڏني ويندي يا آخرت ۾ ان جي لاءِ ذخيرو ٿيندي يا ان سان ان جي گناهن جو ڪفارو ڪيو ويندو. آيت جي تفسير ۾ هڪ قول هي به آهي ته دعا مان مراد عبادت آهي ۽ قرآن ڪريم ۾ دعا عبادت جي معنيٰ ۾ گهڻين جاين تي وارد آهي. حديث شريف ۾ آهي ته اَلدُّعَآءُ هُوَ الْعِبَادَةُ. (ابوداؤد ۽ ترمذي). هن تقدير تي آيت جي معنيٰ هيءَ ٿيندي ته توهان منهنجي عبادت ڪريو مان توهان کي ثواب ڏيندس. ف ١٢٨ ته ان ۾ پنهنجا ڪم اطمينان سان انجام ڏيو. ف ١٢٩ جو ان کي ڇڏي ٻُتن جي عبادت ڪريو ٿا ۽ ان تي اطمينان نه ٿا آڻيو هن جي باوجود جو دليل قائم آهن. ف ١٣٠ ۽ دليلن قائم ٿيڻ جي باوجود حق کان ڦرن ٿا. ف ١٣١ ۽ انهن ۾ حق جي ڳولا واري نظر ۽ فڪر نه ٿا ڪن.

ف ١٣٢ جو اها توهان جي قرارگاهه هجي زندگي ۾ به ۽ موت کان پوءِ به. ف ١٣٣ جو ان کي قبي وانگر بلند فرمايائين. ف ١٣٤ جو توهان کي سڌي قد وارو ۽ پاڪ منهن وارو، متناسب عضون وارو ڪيائين ۽ جانورن وانگر نه بنايائين جو اونڌا هلن. ف ١٣٥ کائڻ ۽ پيئڻ جون نفيس شيون. ف ١٣٦ ته ان جي فنا محال آهي.

الْعٰلَمِيْنَ ۝٦٥ قُلْ اِنِّيْ نُهِيْتُ اَنْ اَعْبُدَ الَّذِيْنَ تَدْعُوْنَ مِنْ

سموري جهان جو رب آهي. تون فرماءِ ته مون کي منع ڪئي وئي آهي انهن جي پوڄا جي جن کي توهان پڄيندا آهيو الله کان سواءِ وا١٣٧

دُوْنِ اللّٰهِ لَمَّا جَآءَنِيَ الْبَيِّنٰتُ مِنْ رَّبِّيْ ؗ وَ اُمِرْتُ اَنْ اُسْلِمَ

جڏهن جو مون وٽ روشن دليل وا١٣٨ منهنجي رب جي طرف کان آيا ۽ مون کي حڪم ٿيو ته ڪنڌ جهڪايان

لِرَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ۝٦٦ هُوَ الَّذِيْ خَلَقَكُمْ مِّنْ تُرَابٍ ثُمَّ مِنْ

رب العالمين جي حضور. اهوئي آهي جنهن توهان کي وا١٣٩ مٽيءَ مان ناهيو وا١٤٠ پوءِ پاڻيءَ جي بوند منجهان وا١٤١ پوءِ

نُّطْفَةٍ ثُمَّ مِنْ عَلَقَةٍ ثُمَّ يُخْرِجُكُمْ طِفْلًا ثُمَّ لِتَبْلُغُوْٓا

رت جي ڏڳ مان پوءِ توهان کي ڪڍي ٿو ٻار ڪري پوءِ توهان کي باقي رکي ٿو ته پنهنجي جواني

اَشُدَّكُمْ ثُمَّ لِتَكُوْنُوْا شُيُوْخًا ۚ وَمِنْكُمْ مَّنْ يُّتَوَفّٰى مِنْ قَبْلُ

کي پهچو وا١٤٢ پوءِ هن لاءِ ته پوڙها ٿيو ۽ توهان مان ڪنهن کي اڳيئي کنيو ويندو آهي وا١٤٣ ۽

وَ لِتَبْلُغُوْٓا اَجَلًا مُّسَمًّى وَّ لَعَلَّكُمْ تَعْقِلُوْنَ ۝٦٧ هُوَ الَّذِيْ

هن لاءِ ته توهان هڪ مقرر وعدي تائين پهچو وا١٤٤ ۽ هن لاءِ ته مَن توهان سمجهو وا١٤٥ اهوئي آهي جيڪو جياري ٿو

يُحْيٖ وَيُمِيْتُ ۚ فَاِذَا قَضٰٓى اَمْرًا فَاِنَّمَا يَقُوْلُ لَهٗ كُنْ فَيَكُوْنُ ۝٦٨

۽ ماري ٿو پوءِ جڏهن ڪو حڪم فرمائيندو آهي ته ان کي ايئن ئي چوندو آهي ته ٿيءُ ته اهو ٿي پوندو آهي وا١٤٦ ڇا تو انهن کي

اَلَمْ تَرَ اِلَى الَّذِيْنَ يُجَادِلُوْنَ فِيْٓ اٰيٰتِ اللّٰهِ ؕ اَنّٰى يُصْرَفُوْنَ ۝٦٩ ۛ

نه ڏٺو جيڪي الله جي آيتن ۾ جهيڙو ڪن ٿا وا١٤٧ ڪاڏي ڦيرايا وڃن ٿا وا١٤٨ اهي جن

الَّذِيْنَ كَذَّبُوْا بِالْكِتٰبِ وَبِمَآ اَرْسَلْنَا بِهٖ رُسُلَنَا ۛ فَسَوْفَ يَعْلَمُوْنَ ۝٧٠

ڪوڙو ڄاتو ڪتاب وا١٤٩ کي ۽ ان کي جيڪي اسان پنهنجي رسولن سان موڪليو وا١٥٠ اعنقريب انهن کي معلوم ٿيندو وا١٥١

اِذِ الْاَغْلٰلُ فِيْٓ اَعْنَاقِهِمْ وَالسَّلٰسِلُ ؕ يُسْحَبُوْنَ ۝٧١ فِي الْحَمِيْمِ ۙ

جڏهن انهن جي ڳچين ۾ ڳٽ هوندا ۽ زنجير وا١٥٢ گهليا ويندا. ٽهڪندڙ پاڻيءَ ۾

ثُمَّ فِي النَّارِ يُسْجَرُوْنَ ۝٧٢ ثُمَّ قِيْلَ لَهُمْ اَيْنَ مَا كُنْتُمْ تُشْرِكُوْنَ ۝٧٣

پوءِ باهه ۾ ڌوڪيا ويندا. وا١٥٣ پوءِ انهن کي فرمايو ويندو ڪاڏي ويا اهي جن کي توهان شريڪ بنائيندا هيو

مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ ؕ قَالُوْا ضَلُّوْا عَنَّا بَلْ لَّمْ نَكُنْ نَّدْعُوْا

وا١٥٤ الله جي مقابلي ۾ چوندا اهي ته اسان کان وڃايا ويا وا١٥٥ بلڪ اسان ته اڳي ڪا پوڄا ڪئي ئي ڪا ڪانه هئي

ع ٨ / ١٢ — معانقة ٣



وا١٣٧ شانِ نزول: بيڪار ڪافرن جهالت ۽ گمراهي جي طريقي سان پنهنجي باطل دين جي طرف حضور پرنور محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن کي دعوت ڏني هئي ۽ ڪانئن بت پرستي جي درخواست ڪئي هئي. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي. وا١٣٨ عقل ۽ وحي جا توحيد تي دلالت ڪرڻ وارا. وا١٣٩ يعني توهان جي اصل ۽ توهان جي وڏي ڏاڏي حضرت آدم عليه السلام کي. وا١٤٠ حضرت آدم عليه السلام کان پوءِ سندس نسل کي. وا١٤١ يعني مني جي ڦڙي مان. وا١٤٢ ۽ توهان جي قوت ڪامل ٿئي. وا١٤٣ يعني پوڙهاپ ۽ جوانيءَ کي پهچڻ کان اڳ ئي. هي ان ڪري ڪيائين ته توهان زندگي گذاريو وا١٤٤ زندگي جي محدود وقت تائين وا١٤٥ توحيد جي دليلن کي ۽ ايمان آڻيو. وا١٤٦ يعني شين جو وجود ان جي ارادي جو تابع آهي ته ان ارادو فرمايو ۽ شيءِ موجود ٿي ۽ نڪا تڪليف آهي نه مشقت آهي، نڪنهن سامان جي حاجت. هي ان جي ڪمال قدرت جو بيان آهي. وا١٤٧ يعني قرآن ڪريم ۾. وا١٤٨ ايمان ۽ سچي دين کان. وا١٤٩ يعني ڪافر جن قرآن شريف جي تڪذيب ڪئي. وا١٥٠ ان جي ۽ تڪذيب ڪيائون ۽ ان جي رسولن سان جيڪا شيءِ موڪليا سين ان مان مراد يا ته اهي ڪتاب آهن جيڪي اڳين رسولن آندا يا اهي سچا عقيدا جيڪي سڀني نبين سڳورن پهچايا، مثلاً توحيدِ الاهي ۽ موت کان پوءِ بعث. وا١٥١ پنهنجي تڪذيب جو انجام. وا١٥٢ ۽ انهن نه زنجيرن سان. وا١٥٣ ۽ اها باهه ٻاهران ۽ انهن کي گهيرو ڪيون پئي هوندي ۽ انهن جي اندر به ٻريل هوندي. (الله تعاليٰ جي پناهه). وا١٥٤ يعني بت ڇا ٿيا جن جي توهان عبادت ڪندا هيؤ. وا١٥٥ ڪٿي نظر ئي نه ٿا اچن.

مِنْ قَبْلُ شَيْـًٔا ۚ كَذٰلِكَ يُضِلُّ اللّٰهُ الْكٰفِرِيْنَ ﴿۷۴﴾ ذٰلِكُمْ بِمَا كُنْتُمْ

ف۱۵۶ الله ايئن گمراهه ڪري ٿو ڪافرن کي. هي ف۱۵۷ ان جو بدلو آهي جو توهان

تَفْرَحُوْنَ فِى الْاَرْضِ بِغَيْرِ الْحَقِّ وَبِمَا كُنْتُمْ تَمْرَحُوْنَ ﴿۷۵﴾

زمين ۾ ناحق تي خوش ٿيندا هيؤ ف۱۵۸ ۽ بدلو آهي توهان جي اڪڙ ڪرڻ جو. وڃو

اُدْخُلُوْٓا اَبْوَابَ جَهَنَّمَ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ۚ فَبِئْسَ مَثْوَى الْمُتَكَبِّرِيْنَ ﴿۷۶﴾

جهنم جي دروازن مان ان ۾ سدائين رهڻ جي واسطي پوءِ ڪهڙو نه برو ٺڪاڻو آهي مغرورن جو. ف۱۵۹

فَاصْبِرْ اِنَّ وَعْدَ اللّٰهِ حَقٌّ ۚ فَاِمَّا نُرِيَنَّكَ بَعْضَ الَّذِىْ نَعِدُهُمْ

پوءِ تون صبر ڪر بيشڪ الله جو واعدو سچو آهي ف۱۶۰ پوءِ جيڪڏهن اسان توکي ڏيکاريون ف۱۶۱ ڪجهه ان شيءِ جنهن جو انهن کي

اَوْ نَتَوَفَّيَنَّكَ فَاِلَيْنَا يُرْجَعُوْنَ ﴿۷۷﴾ وَلَقَدْ اَرْسَلْنَا رُسُلًا

واعدو ڏنو وڃي ٿو ف۱۶۲ يا توکي اڳبيئي وفات ڏيون بهرحال انهن کي اسان جي طرف موٽڻو آهي. ف۱۶۳ ۽ بيشڪ اسان توکان اڳي

مِّنْ قَبْلِكَ مِنْهُمْ مَّنْ قَصَصْنَا عَلَيْكَ وَمِنْهُمْ مَّنْ

ڪيترائي رسول موڪليا انهن مان ڪن جو احوال توسان بيان فرمايوسي ف۱۶۴ ۽ ڪنهن جو احوال

لَّمْ نَقْصُصْ عَلَيْكَ ۗ وَمَا كَانَ لِرَسُوْلٍ اَنْ يَّاْتِىَ بِاٰيَةٍ

بيان نه فرمايو آهي ف۱۶۵ ۽ ڪنهن رسول کي نه ٿو پهچي جو ڪا نشاني کڻي اچي

اِلَّا بِاِذْنِ اللّٰهِ ۚ فَاِذَا جَآءَ اَمْرُ اللّٰهِ قُضِىَ بِالْحَقِّ وَخَسِرَ

خدا جي حڪم کان سواءِ پوءِ جڏهن الله جو حڪم ايندو ف۱۶۶ ته سچو فيصلو فرمايو ويندو ف۱۶۷ ۽ اتي باطل وارا

هُنَالِكَ الْمُبْطِلُوْنَ ﴿۷۸﴾ اَللّٰهُ الَّذِىْ جَعَلَ لَكُمُ الْاَنْعَامَ لِتَرْكَبُوْا

ع ۸ ۱۰ ۱۳

گهاٽي ۾ هوندا. الله آهي جنهن توهان جي واسطي چوپايا ٺاهيا جو ڪنهن تي سواري ڪريو

مِنْهَا وَمِنْهَا تَاْكُلُوْنَ ﴿۷۹﴾ وَلَكُمْ فِيْهَا مَنَافِعُ وَلِتَبْلُغُوْا عَلَيْهَا

۽ ڪنهن جو گوشت کائو. ۽ توهان جي واسطي انهن ۾ ڪيترائي فائدا آهن ف۱۶۸ ۽ هن لاءِ ته توهان انهن تي ويهي

حَاجَةً فِىْ صُدُوْرِكُمْ وَعَلَيْهَا وَعَلَى الْفُلْكِ تُحْمَلُوْنَ ﴿۸۰﴾

پنهنجي دل جي مراد کي پهچو ف۱۶۹ ۽ انهن تي ف۱۷۰ ۽ ٻيڙين تي ف۱۷۱ سوار ٿيندا آهيو.

وَيُرِيْكُمْ اٰيٰتِهٖ ۖ فَاَىَّ اٰيٰتِ اللّٰهِ تُنْكِرُوْنَ ﴿۸۱﴾ اَفَلَمْ يَسِيْرُوْا

۽ اهو توهان کي پنهنجون نشانيون ڏيکاري ٿو ف۱۷۲ پوءِ الله جي ڪهڙي نشاني جو انڪار ڪندؤ. ف۱۷۳ ڇا انهن زمين ۾

منزل ٦

ف۱۵۶ بتن جي پوڄا جو انڪار ڪري ويندا، پوءِ بُت حاضر ڪيا ويندا ۽ ڪافرن کي فرمايو ويندو ته توهان ۽ توهان جا هي معبود سڀ جهنم جو ٻارڻ آهيو، ڪن مفسرن فرمايو ته جهنم ۾ جو هي چوڻ ته اسان اڳ ۾ ڪجهه پوڄيندائي نه هئاسين، جي هي معنيٰ آهي ته هاڻي اسان تي ظاهر ٿي ويو ته جن کي اسان پوڄيندا هئاسين سي ڪجهه نه هئا جو ڪو نفعو يا نقصان پهچائي سگهن ها. ف۱۵۷ يعني هي عذاب جنهن ۾ توهان مبتلا آهيو ف۱۵۸ يعني شرڪ، بُت پرستي ۽ بعث جي انڪار تي. ف۱۵۹ جن تڪبر ڪيو ۽ حق کي قبول نه ڪيو. ف۱۶۰ ڪافرن تي عذاب فرمائڻ جو. ف۱۶۱ توهان جي مرڻ کان اڳ. ف۱۶۲ عذاب جي قسمن مان. مثلاً بدر ۾ مارڻ جو، جيئن اهو واقع ٿيو. ف۱۶۳ ۽ سخت عذاب ۾ گرفتار ٿيڻ. ف۱۶۴ هن قرآن ۾ صراحت سان. ف۱۶۵ قرآن شريف ۾ تفصيل ۽ صراحت سان. (مرقات) ۽ انهن سمورن نبين سڳورن کي الله تعاليٰ نشانيون ۽ معجزا عطا فرمايا ۽ سندن قومن سان جهڳڙو ڪيو ۽ ڪين ڪوڙ ڀانيو. ان تي انهن سڳورن صبر ڪيو. ان تذڪري سان مقصود محبوب نبي ڪريم صلى الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي تسلي آهي ته جنهن قسم جا واقعا قوم جي طرف کان پاڻ سڳورن کي پيش اچي رهيا آهن ۽ جهڙا ايذاءِ پهچي رهيا آهن. اڳين نبين سڳورن سان به اهي حالات گذري چڪا آهن. انهن صبر ڪيو، توهان به صبر فرمايو. ف۱۶۶ ڪافرن تي عذاب نازل ڪرڻ جي باب. ف۱۶۷ رسولن ۽ انهن جي تڪذيب ڪرڻ وارن جي وچ ۾. ف۱۶۸ ته انهن جا کير ۽ اُن وغيره ڪم اچن ٿا ۽ انهن جي نسل مان نفعو وٺو ٿا. ف۱۶۹ يعني پنهنجن سفرن ۾ پنهنجا رزق ۽ سامان انهن جي پٺين تي لڏي هڪ مقام کان ٻئي مقام تائين کڻي وڃو ٿا. ف۱۷۰ خشڪي جي سفرن ۾. ف۱۷۱ دريائي سفرن ۾. ف۱۷۲ جيڪي ان جي قدرت ۽ وحدانيت تي دلالت ڪن ٿيون. ف۱۷۳ يعني اهي نشانيون اهڙيون ظاهر ۽ روشن آهن جو انهن جي انڪار جي ڪا صورت ئي نه آهي.

فِى الْاَرْضِ فَيَنْظُرُوْا كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الَّذِيْنَ مِنْ

سفر نہ ڪيو جو ڏسن ها تہ انهن کان اڳين جو ڪهڙو انجام ٿيو

قَبْلِهِمْ ؕ كَانُوْۤا اَكْثَرَ مِنْهُمْ وَ اَشَدَّ قُوَّةً وَّ اٰثَارًا فِى الْاَرْضِ

اهي انهن کان گهڻا هئا وڪ١٧ ۽ انهن جي طاقت وڪ١٧٥ ۽ زمين ۾ نشانيون انهن کان گهڻيون وڪ١٧٦ پوءِ

فَمَاۤ اَغْنٰى عَنْهُمْ مَّا كَانُوْا يَكْسِبُوْنَ ﴿٨٢﴾ فَلَمَّا جَآءَتْهُمْ رُسُلُهُمْ

انهن جي ڪهڙي ڪم آيو جيڪي انهن ڪمايو هو. وڪ١٧٧ پوءِ جڏهن انهن وٽ انهن جا رسول روشن دليل کڻي آيا

بِالْبَيِّنٰتِ فَرِحُوْا بِمَا عِنْدَهُمْ مِّنَ الْعِلْمِ وَ حَاقَ بِهِمْ مَّا كَانُوْا

تہ پوءِ اهي ان تي خوش رهيا جيڪي انهن وٽ دنيا جو علم هو وڪ١٧٨ ۽ انهن کي ويڙهيو انهيءَ جنهن جي هو مسخري ڪندا

بِهٖ يَسْتَهْزِءُوْنَ ﴿٨٣﴾ فَلَمَّا رَاَوْا بَاْسَنَا قَالُوْۤا اٰمَنَّا بِاللّٰهِ وَحْدَهٗ

هئا وڪ١٧٩. پوءِ جڏهن انهن اسان جو عذاب ڏٺو چيائون اسان هڪ الله تي ايمان آندو ۽ اسان انڪار ٿا

وَ كَفَرْنَا بِمَا كُنَّا بِهٖ مُشْرِكِيْنَ ﴿٨٤﴾ فَلَمْ يَكُ يَنْفَعُهُمْ اِيْمَانُهُمْ لَمَّا

ڪريون انهن جو جن کي شريڪ ڪندا هئاسي. وڪ١٨٠ پوءِ انهن جي ايمان انهن کي ڪو ڪم نہ ڏنو جڏهن انهن اسان جو

رَاَوْا بَاْسَنَا ؕ سُنَّتَ اللّٰهِ الَّتِىْ قَدْ خَلَتْ فِىْ عِبَادِهٖ ۚ وَ

عذاب ڏسي ورتو الله جو طريقو جيڪو ان جي ٻانهن ۾ گذري چڪو وڪ١٨١ ۽

خَسِرَ هُنَالِكَ الْكٰفِرُوْنَ ﴿٨٥﴾

اتي ڪافر گهاٽي ۾ رهيا وڪ١٨٢

ع ٩ ٧ ١٤

سُوْرَةُ حٰمٓ السَّجْدَةِ ٤١ مَكِّيَّةٌ ٦١ | بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ | اٰيَاتُهَا ٥٤ رُكُوْعَاتُهَا ٦

سورة حمٓ السجدة مڪي آهي ٿ ان ۾ الله نهايت مهربان رحم واري جي نالي سان شروع وڪ١ چوونجاهہ آيتون ۽ ڇهہ رڪوع آهن .

حٰمٓ ﴿١﴾ تَنْزِيْلٌ مِّنَ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ﴿٢﴾ كِتٰبٌ فُصِّلَتْ اٰيٰتُهٗ

هيءَ نازل ڪيل آهي وڏي رحم واري مهربان جو . هڪ ڪتاب آهي جنهن جون آيتون مفصل بيان فرمايون

قُرْاٰنًا عَرَبِيًّا لِّقَوْمٍ يَّعْلَمُوْنَ ﴿٣﴾ بَشِيْرًا وَّ نَذِيْرًا ۚ فَاَعْرَضَ اَكْثَرُهُمْ

ويون وڪ٢ عربي قرآن عقل وارن جي واسطي. خوشخبري ڏيندڙ وڪ٣ ۽ ڊيڄاريندڙ وڪ٤ پوءِ انهن مان گهڻن منهن ڦيريو

فَهُمْ لَا يَسْمَعُوْنَ ﴿٤﴾ وَ قَالُوْا قُلُوْبُنَا فِىْۤ اَكِنَّةٍ مِّمَّا تَدْعُوْنَاۤ اِلَيْهِ

پوءِ اهي ٻڌن ئي نہ ٿا وڪ٥ ۽ چيائون وڪ٦ اسان جون دليون پردي ۾ آهن ان ڳالهہ کان جنهن جي طرف تون اسان کي سڏين ٿو وڪ٧



وڪ١٧٤ انهن جو تعداد گهڻو هو. وڪ١٧٥ ۽ جسماني طاقت بہ انهن کان گهڻي هئي. وڪ١٧٦ يعني انهن جا محل ۽ عمارتون وغيره. وڪ١٧٧ معنيٰ اهي آهي تہ جيڪڏهن اهي ماڻهو زمين ۾ سفر ڪن ها تہ انهن کي معلوم ٿي وڃي ها تہ نافرمان منڪرن جو ڪهڙو انجام ٿيو ۽ اهي ڪهڙي طرح هلاڪ ۽ برباد ٿيا ۽ انهن جو تعداد، انهن جي طاقت ۽ انهن جو مال ڪجهہ بہ انهن جي ڪم نہ اچي سگهيو. وڪ١٧٨ ۽ انهن نبين سڳورن جي علم جي طرف نہ واجهايو، ان جي تحصيل ۽ ان کان فائدي حاصل ڪرڻ جي طرف متوجہ نہ ٿيا، ٻران کي گهٽ سمجهيائون ۽ ان تي ٺٺوليون ڪيائون ۽ پنهنجي دنياوي علم کي، جيڪو حقيقت ۾ جهالت آهي، پسند ڪندا رهيا. وڪ١٧٩ يعني الله تعاليٰ جو عذاب. وڪ١٨٠ يعني جن ٻتن کي ان کان سواءِ پوڄيندا هئا، تن کان بيزار ٿيا. وڪ١٨١ اهو ئي آهي تہ عذاب جي نازل ٿيڻ جي وقت ايمان آڻڻ نفعي وارو نہ ٿو ٿئي، ان وقت ايمان قبول نہ ٿو ڪيو وڃي ۽ هيءَ ٻالله تعاليٰ جي سنت آهي تہ رسولن جي ڪوڙ ڀڃڻ وارن تي عذاب نازل ڪري ٿو. وڪ١٨٢ يعني انهن جو گهاٽو ۽ نقصان چڱي طرح ظاهر ٿي ويو. ٭ ٭ ٭

وڪ١ سُوْرَةُ حٰمٓ السَّجْدَةِ جو نالو سورة فصلت ۽ سورة مصابيح بہ آهي. هيءَ سورة مڪي آهي، هن ۾ ڇهہ رڪوع، چوونجاهہ آيتون، ست سؤ ڇهانوي ڪلما ۽ ٽي هزار ٽي سؤ پنجاهہ حرف آهن. وڪ٢ حڪمن، مثالن، نصيحتن، وعدي ۽ وعيد وغيره جي بيان ۾. وڪ٣ الله تعاليٰ جي دوستن کي ثواب جي. وڪ٤ الله تعاليٰ جي دشمنن کي عذاب کان. وڪ٥ توجهہ سان قبوليت جو ٻڌڻ. وڪ٦ مشرڪن حضرت محبوب مدني صاحب لولاڪ سرورِ ڪونين سيد الانبياء محمد مصطفيٰ احمد مجتبيٰ اثرين جي آڌار سراپا نور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن کي. وڪ٧ اسان ان کي سمجهي ئي نہ ٿا سگهون يعني توحيد ۽ ايمان کي.

وَفِيْٓ اٰذَانِنَا وَقْرٌ وَّمِنْۢ بَيْنِنَا وَبَيْنِكَ حِجَابٌ فَاعْمَلْ اِنَّنَا

۽ اسان جي ڪنن ۾ ٻاتَ آهن ؀٨ ۽ اسان جي ۽ توهان جي وچ ۾ رڪاوٽ آهي ؀٩ پوءِ تون پنهنجو ڪم ڪر اسان پنهنجو ڪم

عٰمِلُوْنَ ۝ قُلْ اِنَّمَآ اَنَا بَشَرٌ مِّثْلُكُمْ يُوْحٰٓى اِلَيَّ اَنَّمَآ اِلٰهُكُمْ اِلٰهٌ

ڪريون ٿا ؀١ تون فرماءِ ؀١١ آدمي هجڻ ۾ ته مان توهان جهڙو آهيان ؀١٢ مون ڏي وحي ايندو آهي ته توهان جو معبود هڪڙو ئي معبود آهي

وَّاحِدٌ فَاسْتَقِيْمُوْٓا اِلَيْهِ وَاسْتَغْفِرُوْهُ ۭ وَوَيْلٌ لِّلْمُشْرِكِيْنَ ۝

پوءِ ان جي حضور سڌا ٿي رهو ؀١٣ ۽ ان کان معافي گهرو ؀١٤ ۽ هلاڪت آهي شرڪ وارن جي واسطي.

الَّذِيْنَ لَا يُؤْتُوْنَ الزَّكٰوةَ وَهُمْ بِالْاٰخِرَةِ هُمْ كٰفِرُوْنَ ۝ اِنَّ

جيڪي زڪواة نه ٿا ڏين ؀١٥ ۽ اهي آخرت جا انڪاري آهن. ؀١٦ بيشڪ

الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ لَهُمْ اَجْرٌ غَيْرُ مَمْنُوْنٍ ۝ قُلْ

جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا تن لاءِ انهن جي واسطي بي انتها ثواب آهي. ؀١٧ تون فرماءِ

اَئِنَّكُمْ لَتَكْفُرُوْنَ بِالَّذِيْ خَلَقَ الْاَرْضَ فِيْ يَوْمَيْنِ وَتَجْعَلُوْنَ

ڇا توهان ماڻهو ان ذات جو انڪار ٿا ڪريو جنهن ٻن ڏينهن ۾ زمين ٺاهي ؀١٨ ۽ ان جا

لَهٗٓ اَنْدَادًا ۭ ذٰلِكَ رَبُّ الْعٰلَمِيْنَ ۝ وَجَعَلَ فِيْهَا رَوَاسِيَ مِنْ

همسر ٺاهيو ٿا ؀١٩ اهوئي آهي ساري جهان جو رب ؀٢٠ ۽ ان ۾ ؀٢١ ان جي مٿان لنگر وڌائين ؀٢٢

فَوْقِهَا وَبٰرَكَ فِيْهَا وَقَدَّرَ فِيْهَآ اَقْوَاتَهَا فِيْٓ اَرْبَعَةِ اَيَّامٍ ۭ سَوَاۗءً

۽ ان ۾ برڪت رکيائين ؀٢٣ ۽ ان ۾ ان جي رهندڙن جون روزيون مقرر ڪيائين اهو سڀ ملائي چئن ڏينهن ۾

لِّلسَّاۗىِٕلِيْنَ ۝ ثُمَّ اسْتَوٰٓى اِلَى السَّمَاۗءِ وَهِىَ دُخَانٌ فَقَالَ لَهَا

؀٢٤ صحيح جواب پڇندڙن جي واسطي. پوءِ آسمان جي طرف اراده فرمايائين ۽ اهو دونهون هو ؀٢٥ پوءِ ان کي ۽ زمين کي

وَلِلْاَرْضِ ائْتِيَا طَوْعًا اَوْ كَرْهًا ۭ قَالَتَآ اَتَيْنَا طَاۗىِٕعِيْنَ ۝ فَقَضٰهُنَّ

فرمايائين ته ٻئي حاضر ٿيو خوشي سان يا ناخوشي سان، ٻنهي عرض ڪيو اسان حاضر آهيون خوشي سان. پوءِ انهن کي پورا

سَبْعَ سَمٰوَاتٍ فِيْ يَوْمَيْنِ وَاَوْحٰى فِيْ كُلِّ سَمَاۗءٍ اَمْرَهَا ۭ وَزَيَّنَّا

ست آسمان ڪري ڇڏيائين ٻن ڏينهن ۾ ؀٢٦ ۽ هر آسمان ۾ ان جي ڪم جا احڪام موڪليائين ؀٢٧ ۽ اسان هيٺين آسمان کي

السَّمَاۗءَ الدُّنْيَا بِمَصَابِيْحَ ڰ وَحِفْظًا ۭ ذٰلِكَ تَقْدِيْرُ الْعَزِيْزِ

؀٢٨ چراغن سان سينگاريو ؀٢٩ ۽ نگهباني جي واسطي ؀٣٠ هي ان عزت واري علم واري جو ٺهرايل آهي

ع ١ ٨ ١٥

؀٨ اسان ٻوڙا آهيون، توهان جي ڳالهه اسان جي ٻُڌڻ ۾ نٿي اچي. ان مان انهن جي مُراد هئي ته اسان ڪان توهان ايمان ۽ توحيد جي قبول ڪرڻ جي اميد ۽ توقع نه رکو، اسان ڪنهن به طرح مڃڻ وارا نه آهيون ۽ نه مڃڻ ۾ اسان ان جي منزل تي آهيون جيڪو سمجهندو هجي، نه ٻُڌندو هجي. ؀٩ يعني ديني مخالفت، پوءِ اسان توهان جي ڳالهه مڃڻ وارا نه آهيون. ؀١٠ يعني توهان پنهنجي دين تي رهو اسان پنهنجي دين تي قائم آهيون يا هي معنيٰ آهي ته توهان کان اسان جي ڪم بگاڙڻ جي جيڪا ڪوشش ٿي سگهي سا ڪريو، اسان به توهان جي خلاف جيڪو ڪجهه ٿي سگهندو ڪنداسون. ؀١١ اي اڪرم الخلق محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم! تواضع ڪان انهن ماڻهن جي ارشادات ۽ هدايات جي لاءِ ته. ؀١٢ ظاهر ۾ مان ڏسڻ ۽ وڃڻ ۾ توهان جهڙو آهيان ته منهنجي ڳالهه ٻڌي وڃي ٿي ۽ منهنجي ۽ توهان جي وچ ۾ ظاهري طرح ڪا جنسي اجنبيت به نه آهي ته پوءِ توهان جو هي چوڻ ڪيئن صحيح ٿي سگهي ٿو ته منهنجي ڳالهه نه توهان جي دلين تائين پهچي نه توهان جي ٻُڌڻ ۾ اچي ۽ منهنجي ۽ توهان جي وچ ۾ رڪاوٽ هجي، ياموڪان سواءِ ڪو غير جنسي جن يا ملائڪ اچي ها ته پوءِ توهان چئي سگهو پيا ته نه اهو اسان کي ڏسڻ ۾ آيو، نه ان جي ڳالهه ٻُڌڻ ۾ آئي، نه اسان ان جي ڪلام کي سمجهي سگهيا سون. اسان جي ۽ ان جي وچ ۾ ته جنسي مخالفت ئي وڏي رڪ آهي. پر هتي ته ائين نه آهي، ڇو ته مان بشري صورت ۾ جلوه نما ٿيس ته پوءِ توهان کي مون کان مانوس ٿيڻ گهرجي ۽ منهنجي ڪلام جي سمجهڻ ۽ ان مان فائدي حاصل ڪرڻ جي گهڻي ڪوشش ڪرڻ گهرجي، ڇو ته منهنجو مرتبو تمام بلند آهي ۽ منهنجو ڪلام تمام اعليٰ آهي، ان ڪري مان اهوئي چوان ٿو ته جيڪو مون کي وحي ٿئي ٿو. فائدو: محبوب سرڪار دوعالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جو ظاهري لحاظ سان اَنَا بَشَرٌ مِّثْلُكُمْ فرمائڻ هدايت ۽ ارشاد جي حڪمت جي لاءِ تواضع جي طريقي سان آهي ۽ جيڪي ڪلما تواضع جي لاءِ چيا وڃن، سي تواضع ڪرڻ واري جي بلند منصب جا دليل ٿين ٿا. ننڍن جو انهن ڪلمن کي ان جي شان ۾ چوڻ يا ان سان برابري ڳولڻ ادب جو ڇڏڻ ۽ گستاخي ٿئي ٿو. پوءِ ڪنهن اُمتي کي جائز نه آهي ته اهو محبوب عليه الصلوٰة والسلام جن سان هڪ جهڙائي جي دعويٰ ڪري. هي به لحاظ رکڻ گهرجي ته سندن بشريت به سڀ کان اعليٰ آهي، اسان جي بشريت کي ان سان ڪا به نسبت نه آهي. ؀١٣ ان تي ايمان آڻيو، ان جي طاعت اختيار ڪريو، ان جي وات کان نه ڦرو. ؀١٤ پنهنجي خراب عقيدي ۽ عمل جي. ؀١٥ هي زڪواة جي منع ڪان خوف ڏيارڻ جي لاءِ فرمايو ويو ته جيئن معلوم ٿئي ته زڪواة کي منع ڪرڻ اهڙو وڏو آهي، جو قرآن ڪريم ۾ مشرڪن جي وصفن ۾ ذڪر ڪيو ويو ۽ ان جو سبب هي آهي ته انسان کي مال گهڻو پيارو ٿئي ٿو. پوءِ مال جو خدا جي وات ۾ خرچ ڪرڻ ان جي ثابت قدمي، استقلال، صدق ۽ نيت جي اخلاص جو مضبوط دليل آهي ۽ حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته زڪواة مان مراد توحيد جو معتقد هجڻ ۽ لا اِلٰه اِلا الله چوڻ. هن تقدير تي معنيٰ هي ٿيندي ته جيڪي توحيد جو اقرار ڪري پنهنجن نفسن کي شرڪ کان باز نه ٿا ڪن ۽ قتاده ان جي معنيٰ هي ورتي آهي ته جيڪي ماڻهو زڪواة کي واجب نه ٿا ڄاڻن. ان ڪان سواءِ ٻيا به قول آهن. ؀١٦ جو مرڻ کان پوءِ اٿڻ ۽ جزا جي ملڻ جا قائل نه آهن. ؀١٧ جيڪو منقطع نه ٿيندو. هي به چيو ويو آهي ته هيءَ آيت بيمارن، ڪمزورن ۽ پوڙهن جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪي عمل ۽ طاعت جي قابل نه رهن، انهن کي اهوئي اجر ملندو جيڪو تندرستي ۾ عمل ڪندا هُئا. بخاري شريف جي حديث آهي ته جڏهن ٻانهو ڪو عمل ڪري ٿو ۽ ڪنهن مرض يا سفر جي ڪري اهو عامل ان عمل کان مجبور ٿي وڃي ٿو ته پوءِ تندرستي ۽ اقامت جي حالت ۾ جيڪي ڪندو هو، اهڙو ئي ان جي لاءِ لکيو وڃي ٿو. ؀١٨ اُن جي اهڙي ڪامل قدرت آهي ۽ گهري ها ته هڪ گهڙي کان به گهٽ ۾ ٺاهي ڇڏي ها. ؀١٩ يعني شريڪ. ؀٢٠ ۽ اهوئي عبادت جو حقدار آهي، ان کان سواءِ ڪو به عبادت جو لائق نه آهي، سڀ ان جي مملوڪ ۽ مخلوق آهن. هن ڪان پوءِ سندس قدرت جو بيان فرمايو وڃي ٿو. ؀٢١ يعني زمين ۾. ؀٢٢ جبلن جا. ؀٢٣ درياءَ، نهرون، وڻ، ميوا ۽ قسم قسم جا جانور وغيره پيدا ڪري. ؀٢٤ يعني ٻه ڏينهن زمين جي پيدائش ۽ ٻن ڏينهن ۾ هي سڀ. ؀٢٥ يعني بخار بلند ٿيڻ وارو. ؀٢٦ هي ڪُل ڇهه ڏينهن ٿيا. انهن ۾ سڀ ڪان پويون ڏينهن جمعو آهي. ؀٢٧ ان جي رهاڪن کي طاعت، عبادت ۽ امر ۽ نهي جا. ؀٢٨ جيڪو زمين کي ويجهو آهي. ؀٢٩ يعني روشن ستارن سان. ؀٣٠ چورن شيطانن کان.

الْعَلِيْمِ ﴿١٢﴾ فَاِنْ اَعْرَضُوْا فَقُلْ اَنْذَرْتُكُمْ صٰعِقَةً مِّثْلَ صٰعِقَةِ

پوءِ جيڪڏهن اهي مُنهن ڦيرن و٣١ تہ تون فرماءِ تہ مان توهان کي ڊيڄاريان ٿو هڪ ڪڙڪ کان جيئن عاد ۽ ثمود تي

عَادٍ وَّثَمُوْدَ ﴿١٣﴾ اِذْ جَآءَتْهُمُ الرُّسُلُ مِنْۢ بَيْنِ اَيْدِيْهِمْ وَمِنْ

ڪڙڪ آئي هئي. و٣٢ جڏهن رسول انهن جي اڳيان پٺيان ڦريا ٿي و٣٣

خَلْفِهِمْ اَلَّا تَعْبُدُوْٓا اِلَّا اللّٰهَ ؕ قَالُوْا لَوْ شَآءَ رَبُّنَا لَاَنْزَلَ مَلٰٓئِكَةً

هن حڪم سان تہ الله کان سواءِ ڪنهن جي بہ پوڄا نہ ڪيو و٣٤ چيائون اسان جو رب چاهي تہ ملائڪ لاهي ها و٣٥

فَاِنَّا بِمَآ اُرْسِلْتُمْ بِهٖ كٰفِرُوْنَ ﴿١٤﴾ فَاَمَّا عَادٌ فَاسْتَكْبَرُوْا فِي الْاَرْضِ

پوءِ جو ڪجهہ توهان کي ڏيئي موڪليو ويو اسان ان کي نہ ٿا مڃيون و٣٦. پوءِ عاد وارا انهن زمين ۾

بِغَيْرِ الْحَقِّ وَقَالُوْا مَنْ اَشَدُّ مِنَّا قُوَّةً ؕ اَوَلَمْ يَرَوْا اَنَّ اللّٰهَ

ناحق وڏائي ڪئي و٣٧ ۽ چيائون اسان کان وڌيڪ ڪير آهي زور ۾ ۽ ڇا انهن نہ ڄاتو تہ الله جنهن انهن کي خلقيو

الَّذِيْ خَلَقَهُمْ هُوَ اَشَدُّ مِنْهُمْ قُوَّةً ؕ وَكَانُوْا بِاٰيٰتِنَا يَجْحَدُوْنَ ﴿١٥﴾

انهن کان وڌيڪ آهي طاقت ۾ ۽ اسان جي آيتن جو انڪار ڪندا هئا.

فَاَرْسَلْنَا عَلَيْهِمْ رِيْحًا صَرْصَرًا فِيْٓ اَيَّامٍ نَّحِسَاتٍ لِّنُذِيْقَهُمْ

پوءِ اسان انهن تي هڪ طوفان موڪليو سخت گرج وارو و٣٨ انهن جي شامت جي ڏينهن ۾ جيئن اسان انهن کي

عَذَابَ الْخِزْيِ فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا ؕ وَلَعَذَابُ الْاٰخِرَةِ اَخْزٰى

خواري جو عذاب چکايون دُنيا جي زندگيءَ ۾ ۽ بيشڪ آخرت جي عذاب ۾ سڀ کان وڏي رسوائي آهي

وَهُمْ لَا يُنْصَرُوْنَ ﴿١٦﴾ وَاَمَّا ثَمُوْدُ فَهَدَيْنٰهُمْ فَاسْتَحَبُّوا الْعَمٰى

۽ انهن جي مدد نہ ٿيندي. ۽ ثمود وارا انهن کي اسان واٽ ڏيکاري و٣٩ پوءِ انهن بينائي جي بجاءِ

عَلَى الْهُدٰى فَاَخَذَتْهُمْ صٰعِقَةُ الْعَذَابِ الْهُوْنِ بِمَا كَانُوْا

انڌي هجڻ کي پسند ڪيو و٤٠ پوءِ انهن کي ٻڪڙيو ذلت واري عذاب جي ڪڙڪي و٤١ سزا انهن جي ڪُڌن

يَكْسِبُوْنَ ﴿١٧﴾ وَنَجَّيْنَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَكَانُوْا يَتَّقُوْنَ ﴿١٨﴾ ع وَيَوْمَ يُحْشَرُ

عملن جي. و٤٢ ۽ اسان انهن کي بچائي ورتو جن ايمان آندو و٤٣ ۽ ڊڄندا هئا ۽ و٤٥ جنهن ڏينهن ڪاهيا ويندا

اَعْدَآءُ اللّٰهِ اِلَى النَّارِ فَهُمْ يُوْزَعُوْنَ ﴿١٩﴾ حَتّٰٓى اِذَا مَا جَآءُوْهَا شَهِدَ

الله جا دُشمن و٤٦ باهہ جي طرف پوءِ انهن جي اڳين کي روڪيو ويندو ايستائين جو پويان اچي ملن و٤٧ تان جو

و٣١ يعني جيڪڏهن اهي مُشرڪ هن بيان کان پوءِ بہ ايمان آڻڻ کان منهن مُوڙن.

و٣٢ يعني هلاڪ ڪندڙ عذاب کان، جهڙو انهن تي آيو هو.

و٣٣ يعني عاد ۽ ثمود قوم جا رسول هر طرف کان ايندا هئا ۽ انهن جي هدايت جي هر تدبير عمل ۾ آڻيندا هُئا ۽ انهن کي هر نموني نصيحت ڪندا هُئا.

و٣٤ سندن قوم جي ڪافرن انهن جي جواب ۾ تہ.

و٣٥ توهان جي بجاءِ، توهان تہ اسان وانگر ماڻهو آهيو.

و٣٦ انهن جو هي خطاب حضرت هود ۽ حضرت صالح ۽ سمورن نبين سڳورن کي هو جن ايمان جي دعوت ڏني. امام بغويؒ ثعلبي جي اسناد سان حضرت جابر کان روايت ڪئي آهي تہ قريش جي جماعت، جنهن ۾ ابوجهل وغيره سردار بہ هو، هي تجويز ڪيو تہ ڪو اهڙو شخص، جيڪو شعر، جادو ۽ ڪهانت ۾ ماهر هجي، محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن سان ڪلام ڪرڻ جي لاءِ موڪليو وڃي. اهڙيءَ طرح عتبہ بن ربيعہ جو انتخاب ٿيو. عتبہ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن کي اچي ڪري چيو تہ توهان ڀلا آهيو يا هاشم؟ توهان ڀلا آهيو يا عبدالمطلب؟ توهان ڀلا آهيو يا عبدالله؟ توهان ڇو اسان جي معبودن کي برو چوندا ٿا، ڇو اسان جي ابن ڏاڏن کي گمراهہ ٿا سڏيو ٿا، حڪومت جو شوق هجي تہ اسان توهان کي بادشاهہ مڃيون، توهان جا جهنڊا اڏاريون، عورتن جو شوق هجي تہ قريش جي ڇوڪرين مان جن کي توهان پسند ڪريو اسان ڏيو توهان جي نڪاح ۾ ڏيون، مال جي خواهش هجي تہ ايترو گڏ ڪري ڏيون، جو توهان جي نسلن کان بہ بچي رهي.

محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن اهو سمورو گفتگو خاموشيءَ سان ٻڌندا رهيا. جڏهن عتبہ پنهنجي تقرير ڪري خاموش ٿيو تہ پوءِ محبوب عليه الصلوٰة والسلام جن هيءَ سورة حٰمٓ سجده پڙهي، جڏهن پاڪ سڳورا آيت فَاِنْ اَعْرَضُوْا فَقُلْ اَنْذَرْتُكُمْ صٰعِقَةً مِّثْلَ صٰعِقَةِ عَادٍ وَّثَمُوْدَ تي پهتا تہ عتبہ جلدي پنهنجو هٿ محبوب سائين جي وات مبارڪ تي رکيو ۽ پاڪ سڳورن کي رشتي ۽ قرابت جي واسطي سان قسم ڏنو ۽ ڊڄي ڪري پنهنجي گهر ڀڄي ويو. جڏهن قريش سندس گهر پهتا تہ هن ان سموري واقعي بيان ڪري چيو تہ خدا جو قسم! (محبوب) محمد (صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم) جن جيڪو چون ٿا سو نہ شعر، نہ جادو، نہ ڪهانت آهي. مان انهن شين کي خوب ڄاڻان ٿو، مان ان جو ڪلام ٻڌو جڏهن پاڪ سڳورن آيت فَاِنْ اَعْرَضُوْا پڙهي تہ مان انهن جي وات مبارڪ تي رکي ڪين قسم ڏنو تہ بس ڪريو ۽ توهان ڄاڻو ٿا تہ اهي جيڪي ڪجهہ فرمائين ٿا اهو ئي ٿي وڃي ٿو، سندن ڳالهہ ڪڏهن ڪوڙي نہ ٿي ٿئي. مون کي انديشو ٿي ويو تہ ڪٿي توهان تي عذاب نازل نہ ٿيڻ لڳي.

ع ٢ ١٠ ١٦



و٣٧ عاد قوم جا ماڻهو وڏا مضبوط ۽ طاقتور هُئا. جڏهن حضرت هود عليه السلام انهن کي عذاب الاهي کان ڊيڄاريو تہ انهن چيو تہ اسان پنهنجي طاقت سان عذاب کي هٽائي سگهون ٿا. و٣٨ نهايت ٿڌي برسات کان سواءِ. و٣٩ ۽ نيڪي ۽ برائي جا طريقا انهن تي ظاهر فرمايا سون. و٤٠ ۽ ايمان جي مقابلي ۾ ڪفر اختيار ڪيائون. و٤١ ۽ هولناڪ آواز جي عذاب سان هلاڪ ڪيا ويا. و٤٢ يعني سندن شرڪ ۽ پيغمبر جي تڪذيب ۽ نافرمانيءَ جي. و٤٣ بجليءَ جي ان ذلت واري عذاب کان. و٤٤ حضرت صالح عليه السلام تي. و٤٥ شرڪ ۽ خبيث عملن کان. و٤٦ يعني اڳيان ۽ پويان ڪافر. و٤٧ پوءِ سڀني کي دوزخ ڏانهن هڪليو ويندو.

عَلَيْهِمْ سَمْعُهُمْ وَاَبْصَارُهُمْ وَجُلُوْدُهُمْ بِمَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿٢٠﴾

جڏهن اتي پهچندا انهن جا ڪن ۽ انهن جون اکيون ۽ انهن جي کل سمورا انهن تي سندن عملن جي شاهدي ڏيندا ف٤٨.

وَقَالُوْا لِجُلُوْدِهِمْ لِمَ شَهِدْتُّمْ عَلَيْنَا ؕ قَالُوْۤا اَنْطَقَنَا اللّٰهُ الَّذِيْۤ

۽ اهي پنهنجي کلن کي چوندا توهان اسان تي ڇو شاهدي ڏني اهي چوندا اسان کي الله اسان کان ڳالهرايو جنهن هر شيءِ کي

اَنْطَقَ كُلَّ شَيْءٍ وَّهُوَ خَلَقَكُمْ اَوَّلَ مَرَّةٍ وَّاِلَيْهِ

ڳالهائڻ جي صلاحيت بخشي ۽ انهيءَ جنهن توهان کي پهريون ڀيرو ٺاهيو ۽ انهيءَ جي طرف توهان کي موٽڻو آهي

تُرْجَعُوْنَ ﴿٢١﴾ وَمَا كُنْتُمْ تَسْتَتِرُوْنَ اَنْ يَّشْهَدَ عَلَيْكُمْ سَمْعُكُمْ

۽ توهان ف٤٩ ان کان لڪي ڪاڏي وڃو ها جو توهان تي شاهدي ڏين توهان جا ڪن ۽ توهان جون اکيون

وَلَاۤ اَبْصَارُكُمْ وَلَا جُلُوْدُكُمْ وَلٰكِنْ ظَنَنْتُمْ اَنَّ اللّٰهَ لَا يَعْلَمُ

۽ توهان جون کلون ف٥٠ پر توهان ته اهو سمجهي ويٺا هُئا ته الله توهان جا گهڻا ڪم ڄاڻي ئي

كَثِيْرًا مِّمَّا تَعْمَلُوْنَ ﴿٢٢﴾ وَذٰلِكُمْ ظَنُّكُمُ الَّذِيْ ظَنَنْتُمْ بِرَبِّكُمْ

ڪو نه ٿو. ف٥١ ۽ اهو آهي توهان جو اهو گمان جيڪو توهان پنهنجي رب بابت ڪيو ۽ انهيءَ

اَرْدٰىكُمْ فَاَصْبَحْتُمْ مِّنَ الْخٰسِرِيْنَ ﴿٢٣﴾ فَاِنْ يَّصْبِرُوْا فَالنَّارُ

توهان کي هلاڪ ڪيو ف٥٢ پوءِ توهان گهاٽي وارن مان ٿي رهجي ويا. پوءِ جيڪڏهن اهي صبر ڪن ف٥٣ باهه

مَثْوًى لَّهُمْ ۚ وَاِنْ يَّسْتَعْتِبُوْا فَمَا هُمْ مِّنَ الْمُعْتَبِيْنَ ﴿٢٤﴾ وَ

سندن ٺڪاڻو آهي ف٥٤ ۽ جيڪڏهن اهي معذرت چاهن ته ڪو به انهن جي معذرت ڪين مڃي. ف٥٥ ۽

قَيَّضْنَا لَهُمْ قُرَنَآءَ فَزَيَّنُوْا لَهُمْ مَّا بَيْنَ اَيْدِيْهِمْ وَمَا خَلْفَهُمْ

اسان انهن تي ڪجهه ساٿي مقرر ڪري ڇڏيا ف٥٦ انهن کين ڀلو ڪري ڏيکاريو جو ڪجهه انهن جي اڳيان آهي ف٥٧ ۽

وَحَقَّ عَلَيْهِمُ الْقَوْلُ فِيْۤ اُمَمٍ قَدْ خَلَتْ مِنْ قَبْلِهِمْ مِّنَ

جيڪي انهن جي پٺيان ف٥٨ ۽ انهن تي ڳالهه پوري ٿي وئي ف٥٩ انهن اُمتن سان گڏ جيڪي انهن کان اڳي گذريون

الْجِنِّ وَالْاِنْسِ ۚ اِنَّهُمْ كَانُوْا خٰسِرِيْنَ ﴿٢٥﴾ وَقَالَ الَّذِيْنَ

جنن ۽ انسانن مان بيشڪ اهي وڏيڪ نقصان ڀائڻ وارا هُئا. ۽ ڪافرن چيو ف٦٠

كَفَرُوْا لَا تَسْمَعُوْا لِهٰذَا الْقُرْاٰنِ وَالْغَوْا فِيْهِ لَعَلَّكُمْ تَغْلِبُوْنَ ﴿٢٦﴾

هي قرآن نه ٻڌو ۽ هن ۾ بيهودو گُوڙ مچايو ف٦١ شايد ائين توهان غالب ٿيو. ف٦٢

ع ٧ / ١٧

ف٤٨ عضوا حڪم الاهي سان ڳالهائڻ لڳندا ۽ جيڪي جيڪي عمل ڪيا هوندا ٻڌائي ڇڏيندا. ف٤٩ گناهه ڪرڻ وقت. ف٥٠ توهان کي اهو گمان به نه هو بلڪ توهان ته بعث ۽ جزا جا منڪر هئا، نه ته ائين نه هجي ها. ف٥١ جيڪي توهان لڪائي ڪريو ٿا. حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته ڪافر هي چوندا هُئا ته الله تعاليٰ ظاهر جون ڳالهيون ڄاڻي ٿو ۽ جيڪي اسان جي دلين ۾ آهن تن کي نه ٿو ڄاڻي (معاذالله). ف٥٢ حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته معنيٰ هيءَ آهي ته توهان کي جهنم ۾ اڇلائي ڇڏيائين. ف٥٣ عذاب تي. ف٥٤ اهو صبر به ڪارآمد نه آهي ف٥٥ يعني الله تعالىٰ انهن کان راضي نه ٿيندو، توڙي ڪيتري ئي منت ڪن، ڪنهن به طرح عذاب کان ڇوٽڪارو نه آهي. ف٥٦ شيطانن مان. ف٥٧ يعني دنيا جي زيب زينت ۽ نفس جي خواهشن جي تابعداري. ف٥٨ يعني آخرت جو امر هي وسوسو وجهي ڪري ته نه مرڻ کان پوءِ اٿڻو آهي، نه حساب، نه عذاب، آرام ئي آرام آهي. ف٥٩ عذاب جي. ف٦٠ يعني قريش جي مشرڪن. ف٦١ ۽ شور مچايو. ڪافر هڪ ٻئي کي چوندا هُئا ته جڏهن (محبوب) محمد مصطفيٰ (صلي الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن) قرآن شريف پڙهن ته زور سان شور ڪريو خوب رڙيون ڪريو اُچا اُچا آواز ڪڍي ڇيخو اڇاين ڪلمن سان شور ڪريو، تاڙيون ۽ سيٽيون وڄايو ته جيئن ڪو قرآن نه ٻڌي ۽ (محبوب) رسول ڪريم صلي الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن پريشان ٿين. ف٦٢ ۽ محبوب سيد عالم صلي الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن قرأة بند ڪري ڇڏن.

فَلَنُذِيْقَنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا عَذَابًا شَدِيْدًا ۙ وَّلَنَجْزِيَنَّهُمْ

پوءِ بيشڪ ضرور اسان ڪافرن کي سخت عذاب چکائينداسين ۽ بيشڪ انهن کي سندن بدترين عملن

اَسْوَاَ الَّذِيْ كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿٢٧﴾ ذٰلِكَ جَزَآءُ اَعْدَآءِ اللّٰهِ النَّارُ ۚ

جو بدلو ڏينداسين ف٦٣ هيءُ آهي الله جي دشمنن جو بدلو باهه

لَهُمْ فِيْهَا دَارُ الْخُلْدِ ؕ جَزَآءًۢ بِمَا كَانُوْا بِاٰيٰتِنَا يَجْحَدُوْنَ ﴿٢٨﴾

ان ۾ انهن کي سدائين رهڻ آهي سزا ان جي جو اسان جي آيتن جو انڪار

وَقَالَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا رَبَّنَآ اَرِنَا الَّذَيْنِ اَضَلّٰنَا مِنَ الْجِنِّ

ڪندا هئا ۽ ڪافرن چيو ف٦٤ اي اسان جا رب اسان کي ڏيکار اهي ٻئي

وَالْاِنْسِ نَجْعَلْهُمَا تَحْتَ اَقْدَامِنَا لِيَكُوْنَا مِنَ

جن ۽ ماڻهو جن اسان کي گمراهه ڪيو ف٦٥ جو اسان انهن کي پنهنجي پيرن هيٺان لتاڙيون ف٦٦ جو اهي هر هيٺاهين کان

الْاَسْفَلِيْنَ ﴿٢٩﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ قَالُوْا رَبُّنَا اللّٰهُ ثُمَّ اسْتَقَامُوْا

هيٺ رهن ف٦٧. بيشڪ اهي جن چيو اسان جو رب الله آهي پوءِ ان تي قائم رهيا ف٦٨

تَتَنَزَّلُ عَلَيْهِمُ الْمَلٰٓئِكَةُ اَلَّا تَخَافُوْا وَلَا تَحْزَنُوْا وَاَبْشِرُوْا

انهن تي ملائڪ لهندا آهن ف٦٩ هي ته نه ڊڄو ف٧٠ ۽ نه غمگين ٿيو ف٧١ ۽ توهان کي خوشخبري هجي

بِالْجَنَّةِ الَّتِيْ كُنْتُمْ تُوْعَدُوْنَ ﴿٣٠﴾ نَحْنُ اَوْلِيٰٓؤُكُمْ فِي

جنت جي جنهن جو توهان سان واعدو ڪيو ويو. ف٧٢ اسان توهان جا دوست آهيون دنيا جي زندگي ۾

الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا وَفِي الْاٰخِرَةِ ۚ وَلَكُمْ فِيْهَا مَا تَشْتَهِيْٓ اَنْفُسُكُمْ

ف٧٣ ۽ آخرت ۾ ف٧٤ ۽ توهان جي واسطي ان ۾ آهي ف٧٥ جو ڪجهه توهان جي دل گهري ۽ توهان جي

وَلَكُمْ فِيْهَا مَا تَدَّعُوْنَ ﴿٣١﴾ ؕ نُزُلًا مِّنْ غَفُوْرٍ رَّحِيْمٍ ﴿٣٢﴾ وَ

واسطي ان ۾ اهو ڪجهه آهي جيڪي توهان طلبيو. مهماني بخشڻهار مهربان جي طرف کان. ۽ ان کان وڌيڪ

مَنْ اَحْسَنُ قَوْلًا مِّمَّنْ دَعَآ اِلَى اللّٰهِ وَعَمِلَ صَالِحًا وَّقَالَ

ڪنهن جي ڳالهه چڱي ۽ سگهي ٿي جيڪو الله جي طرف سڏي ف٧٦ ۽ نيڪي ڪري ف٧٧ ۽ چوي ته

اِنَّنِيْ مِنَ الْمُسْلِمِيْنَ ﴿٣٣﴾ وَلَا تَسْتَوِي الْحَسَنَةُ وَلَا السَّيِّئَةُ ؕ

مان مسلمان آهيان ف٧٨. ۽ نيڪي ۽ بدي برابر نه ٿي ويندي اي ٻڌندڙ

منزل ٦

ف٦٣ يعني ڪفر جو بدلو سخت عذاب.

ف٦٤ جهنم ۾.

ف٦٥ يعني اسان کي اهي ٻئي شيطان ڏيکار جني به ۽ انسي به. شيطان ٻن قسمن جا ٿين ٿا: (١) جنن مان ۽ (٢) انسانن مان، جيئن ته قرآن پاڪ ۾ آهي ته شَيٰطِيْنَ الْاِنْسِ وَالْجِنِّ، جهنم ۾ ڪافر انهن ٻنهي جي ڏسڻ جي خواهش ڪندا.

ف٦٦ باهه ۾.

ف٦٧ درڪ اسفل ۾ اسان کان وڌيڪ سخت عذاب ۾.

ف٦٨ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنه کان معلوم ڪيو ويو ته استقامت ڇا آهي؟ فرمايائون الله تعالیٰ سان ڪنهن کي شريڪ نه ڪري. حضرت عمر فاروق رضي الله تعالیٰ عنه فرمايو ته استقامت هيءَ آهي ته امر ۽ نهي تي قائم رهي. حضرت عثمان غني رضي الله تعالیٰ عنه فرمايو ته استقامت هيءَ آهي ته عمل ۾ اخلاص ڪري. حضرت علي المرتضیٰ ڪرم الله وجهه الڪريم فرمايو ته استقامت هيءَ آهي ته فرض ادا ڪري ۽ استقامت جي معنیٰ ۾ هي به چيو ويو آهي ته الله تعالیٰ جي امر کي بجا آڻي ۽ گناهن کان بچي.

ف٦٩ موت جي وقت يا اهي جڏهن قبرن مان اٿندا ۽ هي به چيو ويو آهي ته مؤمن کي ٽي ڀيرا خوشخبري ڏني ويندي آهي: (١) موت جي وقت (٢) قبر ۾ ۽ (٣) قبر مان اٿڻ وقت.

ف٧٠ موت کان ۽ آخرت ۾ پيش اچڻ وارين حالتن کان.

ف٧١ اهل ۽ اولاد جي وڇڙڻ جو يا گناهن جو.

ف٧٢ ۽ ملائڪ چوندا.

ف٧٣ توهان جي حفاظت ڪندا هئاسين.

ف٧٤ توهان سان گڏ رهنداسون ۽ جيستائين توهان جنت ۾ داخل ٿيو، توهان کان جدا نه ٿينداسون.

ع ٧
١٨

ف٧٥ يعني جنت ۾ اها ڪرامت، نعمت ۽ لذت.

ف٧٦ ان جي توحيد ۽ عبادت جي طرف چيو ويو آهي ته ان دعوت ڏيڻ واري مان مراد محبوب سيد الانبياء صلي الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن آهن ۽ هي به چيو ويو آهي ته اهو مؤمن مراد آهي، جنهن محبوب ڪريم عليه الصلوٰة والسلام جن جي دعوت کي قبول ڪيو ۽ ٻين کي نيڪي جي دعوت ڏني.

ف٧٧ شان نزول:- حضرت عائشه صديقه رضي الله تعالیٰ عنها فرمايو ته مؤذنن جي حق ۾ نازل ٿي ۽ هڪ قول هي آهي ته جيڪو به ڪنهن طريقي سان الله تعالیٰ جي طرف دعوت ڏئي، اهو ان ۾ داخل آهي.

دعوت الی الله تعالیٰ جا ڪيترائي مرتبا آهن: هڪ نبين سڳورن جي دعوت معجزن، حجتن، دليلن ۽ تلوار سان. اهو مرتبو نبين سڳورن سان ئي خاص آهي. (٢) عالمن جي دعوت فقط حجتن ۽ دليلن سان ۽ عالم گهڻن ئي قسمن جا آهن، عالم بالله، عالم بصفات الله ۽ عالم با حڪام الله. (٣) ٽيون مرتبو مجاهدن جي دعوت آهي. هيءُ ڪافرن کي تلوار سان ٿئي ٿي ايستائين جو اهي دين ۾ داخل ٿين ۽ طاعت قبول ڪن. (٤) مرتبو مؤذنن جي دعوت نماز جي لاءِ. صالح عمل جا ٻه قسم آهن: (١) اهو جيڪو دل سان هجي، اهو معرفت الاهي آهي. (٢) جيڪو عضون سان هجي، اهي سموريون عبادتون آهن. ف٧٨ ۽ اهو فقط قول نه هجي، بلڪ دين اسلام جو دل سان اعتقاد رکي، چوي ته سچو چوڻ اهو ئي آهي.

اِدْفَعْ بِالَّتِیْ هِیَ اَحْسَنُ فَاِذَا الَّذِیْ بَیْنَكَ وَبَیْنَهٗ عَدَاوَةٌ

بُرائي کي ڀلائيءَ سان ٽار ٧٩ تڏهن اهو جو توهِر ۽ ان ۾ دُشمني هُئي ائين ٿي ويندو

كَاَنَّهٗ وَلِیٌّ حَمِیْمٌ ﴿٣٤﴾ وَمَا یُلَقّٰىهَاۤ اِلَّا الَّذِیْنَ صَبَرُوْا ۚ وَمَا

جڻ ته گهرو دوست ٨٠ ۽ هيءَ نعمت ٨١ نه ٿي ملي مگر صبر وارن کي ۽

یُلَقّٰىهَاۤ اِلَّا ذُوْ حَظٍّ عَظِیْمٍ ﴿٣٥﴾ وَاِمَّا یَنْزَغَنَّكَ مِنَ

ان کي هٿ نه ٿو ڪري سگهي مگر وڏي نصيب وارو ۽ جيڪڏهن توکي شيطان جي ڪا

الشَّیْطٰنِ نَزْغٌ فَاسْتَعِذْ بِاللّٰهِ ؕ اِنَّهٗ هُوَ السَّمِیْعُ الْعَلِیْمُ ﴿٣٦﴾

چوڪ نه پهچي ٨٢ ته پوءِ الله جي پناه گهر ٨٣ بيشڪ اهو ٻُڌي ڄاڻي ٿو. ۽

وَمِنْ اٰیٰتِهِ الَّیْلُ وَالنَّهَارُ وَالشَّمْسُ وَالْقَمَرُ ؕ لَا تَسْجُدُوْا

ان جي نشانين مان آهن رات ۽ ڏينهن ۽ سج ۽ چنڊ ٨٤ سجدو نه ڪيو

لِلشَّمْسِ وَلَا لِلْقَمَرِ وَاسْجُدُوْا لِلّٰهِ الَّذِیْ خَلَقَهُنَّ اِنْ

سج کي ۽ نه چنڊ کي ٨٥ ۽ الله کي سجدو ڪيو جنهن انهن کي پيدا ڪيو ٨٦ جيڪڏهن توهان

كُنْتُمْ اِیَّاهُ تَعْبُدُوْنَ ﴿٣٧﴾ فَاِنِ اسْتَكْبَرُوْا فَالَّذِیْنَ عِنْدَ

ان جا ٻانها آهيو پوءِ جيڪڏهن اُهي وڏائي ڪن ٨٧ ته اهي جيڪي توهان جي رب وٽ

رَبِّكَ یُسَبِّحُوْنَ لَهٗ بِالَّیْلِ وَالنَّهَارِ وَهُمْ لَا یَسْـَٔمُوْنَ ﴿٣٨﴾ (السجدة) وَ

آهن ٨٨ رات ڏينهن ان جي پاڪائي بيان ڪن ٿا ۽ ٿڪجن نه ٿا.

مِنْ اٰیٰتِهٖۤ اَنَّكَ تَرَى الْاَرْضَ خَاشِعَةً فَاِذَاۤ اَنْزَلْنَا عَلَیْهَا

۽ ان جي نشانين مان آهي جو تون زمين ڏسندين بيقدر پيل ٨٩ پوءِ جڏهن اسان ان تي پاڻي لاٿو ٩٠ ته اها

الْمَآءَ اهْتَزَّتْ وَرَبَتْ ؕ اِنَّ الَّذِیْۤ اَحْیَاهَا لَمُحْیِ الْمَوْتٰی ؕ اِنَّهٗ

ترو تازه ٿي وئي ۽ وڌڻ لڳي بيشڪ جنهن ان کي جيارِيو سو مُردا ضرور جيارِيندو، بيشڪ اهو !

عَلٰی كُلِّ شَیْءٍ قَدِیْرٌ ﴿٣٩﴾ اِنَّ الَّذِیْنَ یُلْحِدُوْنَ فِیْۤ اٰیٰتِنَا لَا

سڀ ڪجهه ڪري سگهي ٿو. بيشڪ جيڪي اسان جي آيتن ۾ ڏِنگا ٿا هلن ٩١ اسان کان

یَخْفَوْنَ عَلَیْنَا ؕ اَفَمَنْ یُّلْقٰی فِی النَّارِ خَیْرٌ اَمْ مَّنْ یَّاْتِیْۤ اٰمِنًا

لڪل نه آهن ٩٢ ڀلا پوءِ جيڪو باهه ۾ وڌو ويندو ٩٣ اهو ڀلو يا جيڪو قيامت ۾ امان سان



ف٧٩ مثلاً غصي کي صبر سان ۽ جهالت کي بردباري سان ۽ بد سلوڪي کي معافي سان ته جيڪڏهن توسان ڪو برائي ڪري ته تون ڪيس معاف ڪر.

ف٨٠ يعني ان خصلت جو نتيجو هي ٿيندو ته دشمن دوستن وانگر محبت ڪرڻ لڳندا. شانِ نزول:- چيو ويو آهي ته هي آيت ابوسفيان جي حق ۾ نازل ٿي جو سخت دُشمني جي باوجود محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن ان سان نيڪ سلوڪ ڪيو، سندس صاحبزاديءَ کي پنهنجي زوجيت جو شرف عطا فرمايو. ان جو نتيجو هي نڪتو جو اهو سچي محبت وارو جان نثاري ٿيو.

ف٨١ يعني برائن کي چڱاين سان دفع ڪرڻ جي خصلت.

ف٨٢ يعني شيطان توکي برائن تي اُڀاري ۽ ان نيڪ خصلت کان ۽ ان کان سواءِ ٻين نيڪين کان ڦيرائي ڇڏي.

ف٨٣ ان جي شر کان ۽ پنهنجين نيڪين تي قائم رهه، شيطان جي وات اختيار نه ڪر. الله تعالىٰ تنهنجي مدد فرمائيندو.

ف٨٤ جيڪي ان جي قدرت، حڪمت ۽ ان جي ربوبيت ۽ وحدانيت تي دلالت ڪن ٿا.

ف٨٥ چو ته اهي مخلوق آهن ۽ خالق جي حڪم سان تابع آهن ۽ جيڪو ايئن هجي، اهو عبادت جو حقدار نه ٿو ٿي سگهي.

ف٨٦ اهو ئي سجدي ۽ عبادت جو حقدار آهي.

ف٨٧ صرف الله تعالىٰ کي سجدي ڪرڻ کان.

ف٨٨ ملائڪ اهي.

ف٨٩ سُڪل. جوان ۾ ساوڪ جو نالو ۽ نشان نه آهي.

ف٩٠ برسات نازل ڪئي.

ف٩١ ۽ آيتن جي تاويل ۾ صحت ۽ استقامت کان هٽي غلط راءِ سوچن ٿا. ف٩٢ اسان انهن کي ان جي سزا ڏينداسون. ف٩٣ يعني ڪافر ملحد.

يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ۭ اِعْمَلُوْا مَا شِئْتُمْ ۙ اِنَّهٗ بِمَا تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرٌ ۝٤٠ اِنَّ

ايندو ف٩٤ جيڪي وڻيوَ سو ڪريو بيشڪ اهو توهان جا ڪم ڏسي ٿو.

الَّذِيْنَ كَفَرُوْا بِالذِّكْرِ لَمَّا جَاۗءَهُمْ ۚ وَاِنَّهٗ لَكِتٰبٌ عَزِيْزٌ ۝٤١ لَّا

بيشڪ جن ذڪر جو انڪار ڪيو ف٩٥ جڏهن اهو انهن وٽ آيو انهن جي حالت جي خرابي نه پڇ! ۽ بيشڪ اهو عزت وارو ڪتاب آهي.

يَاْتِيْهِ الْبَاطِلُ مِنْۢ بَيْنِ يَدَيْهِ وَلَا مِنْ خَلْفِهٖ ۭ تَنْزِيْلٌ مِّنْ

ف٩٦ باطل ان جي طرف نه ٿو اچي سگهي نه ان جي اڳيان ۽ نه ان جي پويان ف٩٧ نازل ڪيل آهي

حَكِيْمٍ حَمِيْدٍ ۝٤٢ مَا يُقَالُ لَكَ اِلَّا مَا قَدْ قِيْلَ لِلرُّسُلِ مِنْ

حڪمت واري سمورين خوبين سراهيل جي طرفان. توکي نه فرمايو ويندو ف٩٨ مگر اهو جيڪو توکان اڳين

قَبْلِكَ ۭ اِنَّ رَبَّكَ لَذُوْ مَغْفِرَةٍ وَّذُوْ عِقَابٍ اَلِيْمٍ ۝٤٣ وَلَوْ

رسولن کي فرمايو ويو هو بيشڪ تنهنجو رب بخشش وارو ف٩٩ ۽ دردناڪ عذاب وارو آهي ف١٠٠ ۽ جيڪڏهن اسان ان کي

جَعَلْنٰهُ قُرْاٰنًا اَعْجَمِيًّا لَّقَالُوْا لَوْلَا فُصِّلَتْ اٰيٰتُهٗ ۭ ءَ اَعْجَمِيٌّ

عجمي زبان جو قرآن ڪريون ها ف١٠١ ته ضرور چون ها ته ان جون آيتون تفصيل وار ڇو نه ڪيون ويون ف١٠٢ ڇا ڪتاب عجمي

وَّعَرَبِيٌّ ۭ قُلْ هُوَ لِلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا هُدًى وَّشِفَاۗءٌ ۭ وَالَّذِيْنَ

۽ نبي عربي ف١٠٣ تون فرماءِ اهو ف١٠٤ ايمان وارن جي واسطي هدايت ۽ شفا آهي ف١٠٥ ۽ جيڪي ايمان

لَا يُؤْمِنُوْنَ فِيْٓ اٰذَانِهِمْ وَقْرٌ وَّهُوَ عَلَيْهِمْ عَمًى ۭ اُولٰۗىِٕكَ

نه ٿا آڻن انهن جي ڪنن ۾ ٽاٽ آهي ف١٠٦ ۽ اهو انهن تي انڌائپ آهي ف١٠٧ جڻ اُهي

يُنَادَوْنَ مِنْ مَّكَانٍۢ بَعِيْدٍ ۝٤٤ۧ وَلَقَدْ اٰتَيْنَا مُوْسَى الْكِتٰبَ

پرانهين جاءِ کان پڪاريا وڃن ٿا ف١٠٨. ۽ بيشڪ اسان موسىٰ کي ڪتاب عطا فرمايو ف١٠٩ پوءِ ان ۾

فَاخْتُلِفَ فِيْهِ ۭ وَلَوْلَا كَلِمَةٌ سَبَقَتْ مِنْ رَّبِّكَ لَقُضِيَ

اختلاف ڪيو ويو ف١١٠ ۽ جيڪڏهن هڪڙي ڳالهه تنهنجي رب جي طرف کان اڳ ۾ ٿي نه چڪي ها ف١١١

بَيْنَهُمْ ۭ وَاِنَّهُمْ لَفِيْ شَكٍّ مِّنْهُ مُرِيْبٍ ۝٤٥ مَنْ عَمِلَ صَالِحًا

ته ڪڏهن جو انهن جو فيصلو ٿي وڃي ها ف١١٢ ۽ بيشڪ اهي ف١١٣ ضرور ان جي طرف کان دوکي ۾ وجهندڙ شڪ ۾ آهن. جنهن چڱا

فَلِنَفْسِهٖ ۙ وَمَنْ اَسَاۗءَ فَعَلَيْهَا ۭ وَمَا رَبُّكَ بِظَلَّامٍ لِّلْعَبِيْدِ ۝٤٦

ڪم ڪيا انهي پنهنجي ڀلائي لاءِ ۽ جنهن برائي ڪئي ته پنهنجو برو ڪيائين ۽ تنهنجو رب ٻانهن تي ظلم نه ڪندو آهي

قرء حفص بتسهيل الهمزة الثانية ١٢

ع ٥ ١٢ ١٩

ف٩٤ مؤمن سڀني عقيدي وارو بيشڪ اهو ئي بهتر آهي. ف٩٥ يعني قرآن ڪريم کان ۽ انهن ان ۾ طعن ڪيو. ف٩٦ ان مٿ ۽ بي مثال جنهن جي هڪ سورت جي مثل بنائڻ کان سموري خلق عاجز آهي. ف٩٧ يعني ڪهڙي طرح ۽ ڪهڙي طرف کان به باطل ان تائين وات نه ٿو لهي سگهي. تغيير ۽ تبديل ۽ ڪمي ۽ زيادتي کان محفوظ آهي. شيطان ان ۾ ڦيرگهير جي قدرت نه ٿو رکي. ف٩٨ الله تعالىٰ جي طرف کان. ف٩٩ پنهنجن نبين سڳورن جي لاءِ ۽ انهن تي ايمان آڻڻ وارن جي لاءِ. ف١٠٠ نبين سڳورن جي دشمنن ۽ تڪذيب ڪرڻ وارن جي لاءِ. ف١٠١ جيئن اهي ڪافر اعتراض جي طريقي سان چون ٿا ته هي قرآن عجمي زبان ۾ ڇو نه لٿو. ف١٠٢ ۽ عربي زبان ۾ بيان ڇو نه ڪيون ويون جو اسان سمجهي سگهون ها. ف١٠٣ يعني ڪتاب نبيءَ جي زبان جي خلاف ڇو لٿو. حاصل مطلب هي آهي ته قرآن پاڪ عجمي زبان ۾ هجي ها ته اهي ڪافر اعتراض ڪن ها. عربي ۾ آيو ته به معترض ٿيا. ڳالهه هي آهي ته خوئے بد را بهانهٔ بسيار يعني بد عادت کي بهانا گهڻا. اهڙا اعتراض حق جي طالب جي شان جي لائق نه آهن. ف١٠٤ قرآن شريف. ف١٠٥ اهو حق جي وات ڏيکاري ٿو، گمراهي کان بچائي ٿو، جهالت، شڪ ۽ ٻين قلبي بيمارين کان شفا ڏئي ٿو. ۽ جسماني بيمارين جي دفع جي واسطي به انکي پڙهي دم ڪرڻ مؤثر آهي. ف١٠٦ جو اهي قرآن جي ٻڌڻ جي نعمت کان محروم آهن. ف١٠٧ جو شڪ ۽ شبهن جي اونداهين ۾ گرفتار آهن. ف١٠٨ يعني اهي قرآن ڪريم کي قبول نه ڪرڻ جي بڪري اهڙي حالت کي پهچي ويا آهن جيئن ڪنهن کي پري کان سڏيو وڃي ته اهو سڏ ڏيندڙ جي ڳالهه نه ٻڌي نه سمجهي. ف١٠٩ يعني توريت شريف. ف١١٠ ڪن انکي مڃيو ۽ ان جي تصديق ڪئي ۽ ڪن نه مڃيو ۽ ان جي تڪذيب ڪئي. ف١١١ يعني حساب کي قيامت جي ڏينهن تائين پٺتي فرمائي ڇڏيو نه هجي ها. ف١١٢ ۽ دنيا ۾ ئي انهن کي ان جي تڪذيب جي سزا ملي ها. ف١١٣ يعني الله جي ڪتاب جي تڪذيب ڪرڻ وارا.

اِلَيْهِ يُرَدُّ عِلْمُ السَّاعَةِ ؕ وَمَا تَخْرُجُ مِنْ ثَمَرٰتٍ مِّنْ اَكْمَامِهَا وَ

قيامت جي علم جو حوالو انهيءَ جي طرف آهي ۱۱۴ ۽ ڪو بہ ميوو پنهنجي پردي مان نہ ٿو نڪري ۽

مَا تَحْمِلُ مِنْ اُنْثٰى وَلَا تَضَعُ اِلَّا بِعِلْمِهٖ ؕ وَيَوْمَ يُنَادِيْهِمْ اَيْنَ شُرَكَآءِيْ ۙ

ڪنهن ماديءَ کي پيٽ نہ ٿو ٿئي ۽ نہ وري ڄڻي ٿي مگر ان جي علم سان ۱۱۵ ۽ جنهن ڏينهن انهن کي ندا فرمائيندو ۱۱۶ تہ ڪٿي آهن منهنجا شريڪ

قَالُوْٓا اٰذَنّٰكَ ۙ مَا مِنَّا مِنْ شَهِيْدٍ ۚ ﴿٤٧﴾ وَضَلَّ عَنْهُمْ مَّا كَانُوْا يَدْعُوْنَ

۱۱۷ چوندا اسان توکي چئي چڪا آهيون تہ اسان مان ڪو بہ شاهد نہ آهي ۱۱۸ ۽ اهي انهن کان وڃائجي ويا جن جي اڳي پوڄا ڪندا هئا ۱۱۹

مِنْ قَبْلُ وَظَنُّوْا مَا لَهُمْ مِّنْ مَّحِيْصٍ ﴿٤٨﴾ لَا يَسْــَٔمُ الْاِنْسَانُ مِنْ دُعَآءِ

۽ سمجهي وياتہ انهن کي ڪاڏي بہ ۱۲۰ ڀڄڻ جي جاءِ نہ آهي. انسان ڀلائي گهرڻ کان ٿڪجي نہ ٿو

الْخَيْرِ ۫ وَاِنْ مَّسَّهُ الشَّرُّ فَيَـُٔوْسٌ قَنُوْطٌ ﴿٤٩﴾ وَلَئِنْ اَذَقْنٰهُ رَحْمَةً مِّنَّا

۱۲۱ ۽ جي ڪا تڪليف پهچي ۱۲۲ تہ نا اميد ۽ مايوس ٿيو وڃي ۱۲۳ ۽ جيڪڏهن اسان ان کي پنهنجي رحمت جو ڪو مزو ڏيون ۱۲۴

مِنْ بَعْدِ ضَرَّآءَ مَسَّتْهُ لَيَقُوْلَنَّ هٰذَا لِيْ ۙ وَمَآ اَظُنُّ السَّاعَةَ قَآئِمَةً ۙ

ان تڪليف کان پوءِ جيڪا ان کي پهتي هئي تہ چوندو هيءَ تہ منهنجي آهي ۱۲۵ ۽ منهنجي گمان ۾ قيامت قائم نہ ٿيندي

وَّلَئِنْ رُّجِعْتُ اِلٰى رَبِّيْٓ اِنَّ لِيْ عِنْدَهٗ لَلْحُسْنٰى ۚ فَلَنُنَبِّئَنَّ

۽ جيڪڏهن ۱۲۶ مان پنهنجي رب جي طرف موٽايو بہ ويس تہ ضرور منهنجي واسطي ان وٽ بہ چڱائي آهي ۱۲۷ پوءِ اسان ضرور ٻڌائينداسين

الَّذِيْنَ كَفَرُوْا بِمَا عَمِلُوْا ۫ وَلَنُذِيْقَنَّهُمْ مِّنْ عَذَابٍ غَلِيْظٍ ﴿٥٠﴾ وَاِذَآ

ڪافرن کي جيڪي انهن ڪيو ۱۲۸ ۽ ضرور انهن کي سخت عذاب چکائينداسين. ۱۲۹ ۽ جڏهن اسان انسان تي احسان

اَنْعَمْنَا عَلَى الْاِنْسَانِ اَعْرَضَ وَنَاٰ بِجَانِبِهٖ ۚ وَاِذَا مَسَّهُ الشَّرُّ فَذُوْ دُعَآءٍ

ڪريون ٿا تہ اهو منهن ڦيري ٿو ۱۳۰ ۽ پنهنجي پاسي پري هٽي وڃي ٿو ۱۳۱ ۽ جڏهن ان کي تڪليف پهچي ٿي ۱۳۲ تہ پوءِ گهڻي

عَرِيْضٍ ﴿٥١﴾ قُلْ اَرَءَيْتُمْ اِنْ كَانَ مِنْ عِنْدِ اللّٰهِ ثُمَّ كَفَرْتُمْ بِهٖ مَنْ

دعا وارو آهي. ۱۳۳ تون فرماءِ ۱۳۴ ڀلا ٻڌايو جيڪڏهن هيءُ قرآن الله وٽان آهي ۱۳۵ پوءِ توهان ان جو انڪار ڪيو تہ ان کان

اَضَلُّ مِمَّنْ هُوَ فِيْ شِقَاقٍۢ بَعِيْدٍ ﴿٥٢﴾ سَنُرِيْهِمْ اٰيٰتِنَا فِي الْاٰفَاقِ

وڌيڪ گمراه ڪير آهي جيڪو پري اڻبڻت ضد ۾ هجي ۱۳۶ هاڻي اسان انهن کي ڏيکارينداسين پنهنجون آيتون سڄي دنيا ۾ ۱۳۷ ۽ خود

وَفِيْٓ اَنْفُسِهِمْ حَتّٰى يَتَبَيَّنَ لَهُمْ اَنَّهُ الْحَقُّ ؕ اَوَلَمْ يَكْفِ بِرَبِّكَ

سندن ذات ۾ ۱۳۸ ايتري تائين جو انهن تي ظاهر ٿي وڃي تہ اهو ئي حق آهي ۱۳۹ ڇا توهان جي رب جو هر شيءِ تي



۱۱۴ پوءِ جنهن کان قيامت جو وقت معلوم ڪيو وڃي، ان کي لازم آهي تہ چوي تہ الله تعاليٰ ڄاڻڻ وارو آهي. ۱۱۵ يعني الله تعاليٰ پردي مان ميوي جي نڪرڻ کان اڳ ان جي احوال کي ڄاڻي ٿو ۽ عورت جي حمل کي ۽ ان جي گهڙين کي ۽ وضع جي وقت کي ۽ ان جي ناقص ۽ غير ناقص ۽ چڱي ۽ بُري، نر ۽ مادي وغيره سڀ کي ڄاڻي ٿو ان جو علم بہ انهيءَ جي طرف حوالي ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن هي اعتراض ڪيو وڃي تہ اولياءِ ڪرام ڪشف وارا اڪثر ڪري انهن امور جون خبرون ڏين ٿا ۽ اهي صحيح واقع ٿين ٿيون، بلڪ ڪڏهن نجومي ۽ ڪاهن بہ خبرون ڏين ٿا. ان جو جواب هي آهي تہ نجومين ۽ ڪاهنن جون خبرون تہ صرف اٽڪل جون ڳالهيون آهن، جيڪي گهڻي ڀاڱي غلط ثابت ٿين ٿيون. اهو علم ئي نہ آهي بي حقيقت ڳالهيون آهن ۽ ولين سڳورن جون خبرون بيشڪ صحيح ٿين ٿيون ۽ اهي علم مان فرمائين ٿا ۽ هي علم انهن جو ذاتي نہ آهي، الله تعاليٰ جو عطا فرمايل آهي، پوءِ حقيقت ۾ هي انهيءَ جو علم ٿيو غير جو نہ. (خازن). ۱۱۶ يعني الله تعاليٰ مشرڪن کي فرمائيندو تہ. ۱۱۷ جيڪي توهان دنيا ۾ ٺاهي رکيا هئا جن کي توهان پوڄيندا هيو، ان جي جواب ۾ مشرڪ. ۱۱۸ جيڪو اڄ اها باطل شاهدي ڏئي تہ تنهنجو ڪو شريڪ آهي يعني اسان سڀ مؤمن موحد آهيون. اهو مشرڪ عذاب ڏسي ڪري چوندا ۽ پنهنجن بُتن کان بري هجڻ جو اظهار ڪندا. ۱۱۹ دنيا ۾ يعني بُت. ۱۲۰ عذاب الاهيءَ کان بچڻ ۽. ۱۲۱ هميشه الله تعاليٰ کان مال، شاهوڪاري ۽ تندرستي گهرندو رهي ٿو. ۱۲۲ يعني ڪا سختي مصيبت ۽ روزگار جي تنگي. ۱۲۳ الله تعاليٰ جي فضل ۽ رحمت کان مايوس ٿي وڃي ٿو. هي ۽ هن کان پوءِ جيڪو ذڪر فرمايو وڃي ٿو اهو ڪافر جو حال آهي ۽ مؤمن الله تعاليٰ جي رحمت کان مايوس نہ ٿا ٿين لَا يَايْئَسُ مِنْ رَّوْحِ اللّٰهِ اِلَّا الْقَوْمُ الْكٰفِرُوْنَ. ۱۲۴ صحت، سلامت، مال ۽ دولت عطا فرمائي ڪري. ۱۲۵ خالص منهنجو حق آهي، مان پنهنجي عمل سان ان جو حقدار آهيان. ۱۲۶ بالفرض جيئن مسلمان چون ٿا. ۱۲۷ يعني اتي بہ منهنجي لاءِ دنيا وانگر عيش، راحت، عزت ۽ ڪرامت آهي. ۱۲۸ يعني سندن بُرا عمل ۽ انهن عملن جا نتيجا ۽ جنهن عذاب جا اهي حقدار آهن، ان کان ڪين آگاه ڪنداسون. ۱۲۹ يعني نهايت سخت. ۱۳۰ ۽ ان احسان جو شڪر بجا نہ ٿو آڻي ۽ ان نعمت تي غرور ڪري ٿو ۽ نعمت ڏيڻ واري پروردگار کي وساري ڇڏي ٿو. ۱۳۱ ياد الاهيءَ کان تڪبر ڪري ٿو. ۱۳۲ ڪنهن قسم جي پريشاني، بيماري يا ناداري وغيره جي پيش اچي ٿي. ۱۳۳ خوب دعائون گهري ٿو، روئي ٿو، عاجزي نيازي ڪري ٿو ۽ لڳاتار دعائون گهرندو وڃي ٿو. ۱۳۴ اي محبوب محمد مصطفيٰ صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم! مڪہ مڪرمہ جي ڪافرن کي. ۱۳۵ جيئن محبوب نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن فرمائين ٿا ۽ چٽا دليل ثابت ڪن ٿا. ۱۳۶ حق جي مخالفت ڪري ٿو. ۱۳۷ آسمان ۽ زمين جي پاسن ۾ سج، چنڊ، ستارا، نباتات ۽ حيوان. اهي سڀ ان جي قدرت ۽ حڪمت تي دلالت ڪرڻ وارا آهن. حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما فرمايو تہ انهن آيتن مان مراد گذريل امتن جا اجڙيل ڳوٺ آهن، جن مان نبين سڳورن جي تڪذيب ڪرڻ وارن جو حال معلوم ٿئي ٿو. ڪن مفسرن فرمايو تہ انهن نشانين مان اولهہ ۽ اوڀر جون اهي فتحون مراد آهن، جيڪي الله تعاليٰ پنهنجي حبيب صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن ۽ سندن نيازمندن کي عنقريب عطا فرمائڻ وارو آهي. ۱۳۸ انهن جي هستين ۾ لکين صنعت جا لطائف ۽ بيشمار حڪمت جا عجائب آهن يا هيءُ معنيٰ آهي تہ بدر ۾ ڪافرن کي مغلوب ۽ مقهور ڪري خود انهن جي پنهنجي احوال ۾ پنهنجيون نشانيون جو مشاهدو ڪرائي ڇڏيائين يا هيءُ معنيٰ آهي تہ مڪہ مڪرمہ فتح فرمائي ڪري ان ۾ پنهنجيون نشانيون ظاهر ڪنداسون. ۱۳۹ يعني اسلام ۽ قرآن جي سچائي ۽ حقانيت انهن تي ظاهر ٿي وڃي.

اَلَآ اِنَّهُمۡ فِىۡ مِرۡيَةٍ مِّنۡ لِّقَآءِ رَبِّهِمۡ‌ ؕ اَلَاۤ اِنَّهٗ بِكُلِّ شَىۡءٍ مُّحِيۡطٌ ﴿۵۴﴾

شاهد هجڻ ڪافي نه آهي. ٻڌو، ضرور انهن کي پنهنجي رب سان ملڻ ۾ شڪ آهي. ٻڌو، واهر شيءِ کي گهيري ۾ رکندڙ آهي ۱۴۱.

سورة الشورىٰ ٤٢ مكية ٦٢ — ايَاتُهَا ۵٣ رُكُوعَاتُهَا ۵

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

سورة شوريٰ مڪي آهي ۽ اُن ۾ الله نهايت مهربان رحم واري جي نالي سان شروع ڪيان ٿو، ٽيونجاهه آيتون ۽ پنج رڪوع آهن.

حٰمٓ ۚ ﴿۱﴾ عٓسٓقٓ ﴿۲﴾ كَذٰلِكَ يُوۡحِىۡۤ اِلَيۡكَ وَاِلَى الَّذِيۡنَ مِنۡ قَبۡلِكَ ۙ اللّٰهُ الۡعَزِيۡزُ الۡحَكِيۡمُ ﴿۳﴾ لَهٗ مَا فِى السَّمٰوٰتِ وَمَا فِى الۡاَرۡضِ‌ ؕ وَهُوَ الۡعَلِىُّ الۡعَظِيۡمُ ﴿۴﴾ تَكَادُ السَّمٰوٰتُ يَتَفَطَّرۡنَ مِنۡ فَوۡقِهِنَّ وَالۡمَلٰٓئِكَةُ يُسَبِّحُوۡنَ بِحَمۡدِ رَبِّهِمۡ وَيَسۡتَغۡفِرُوۡنَ لِمَنۡ فِى الۡاَرۡضِ‌ ؕ اَلَاۤ اِنَّ اللّٰهَ هُوَ الۡغَفُوۡرُ الرَّحِيۡمُ ﴿۵﴾ وَالَّذِيۡنَ اتَّخَذُوۡا مِنۡ دُوۡنِهٖۤ اَوۡلِيَآءَ اللّٰهُ حَفِيۡظٌ عَلَيۡهِمۡ ۖ وَمَاۤ اَنۡتَ عَلَيۡهِمۡ بِوَكِيۡلٍ ﴿۶﴾ وَكَذٰلِكَ اَوۡحَيۡنَاۤ اِلَيۡكَ قُرۡاٰنًا عَرَبِيًّا لِّتُنۡذِرَ اُمَّ الۡقُرٰى وَمَنۡ حَوۡلَهَا وَتُنۡذِرَ يَوۡمَ الۡجَمۡعِ لَا رَيۡبَ فِيۡهِ‌ ؕ فَرِيۡقٌ فِى الۡجَنَّةِ وَفَرِيۡقٌ فِى السَّعِيۡرِ ﴿۷﴾ وَلَوۡ شَآءَ اللّٰهُ لَجَعَلَهُمۡ اُمَّةً وَّاحِدَةً وَّلٰـكِنۡ يُّدۡخِلُ مَنۡ يَّشَآءُ فِىۡ

ايئن ئي وحي فرمائي ٿو توهان ڏي ۽ توکان اڳين جي طرف ڪو الله عزت ۽ حڪمت وارو. انهي جو آهي جو ڪجهه آسمانن ۾ آهي ۽ جو ڪجهه زمين ۾ آهي ۽ اهو ئي بلندي ۽ عظمت وارو آهي. قريب ٿي ٿو ته آسمان پنهنجي مٿان کان ڦاٽي پون ڪ ۽ ملائڪ پاڪائي بيان ڪندا آهن پنهنجي رب جي تعريف سان گڏ ۽ زمين وارن جي واسطي معافي گهرندا آهن ڪ. ٻڌو بيشڪ الله ئي بخشڻهار مهربان آهي. ۽ جن الله کان سواءِ ٻيا والي ٺاهي رکيا آهن ڪ اهي الله جي نظر ۾ آهن ڪ ۽ تون انهن جو ذميوار نه آهين ڪ. ۽ اهڙي طرح اسان تنهنجي طرف عربي قرآن وحي سان موڪليو جيئن تون ڊيڄارين سڀني شهرن جي اصل (مڪي) وارن کي ۽ ان جي آس پاس وارن کي ۽ ڊيڄارين تون گڏ ٿيڻ واري ڏينهن کان جنهن ۾ ڪو شڪ نه آهي ڪ هڪڙو ٽولو جنت ۾ آهي ۽ ٻيو ٽولو جهنم ۾. ۽ جيڪڏهن الله گهري ها ته انهن سڀني کي هڪ دين تي ڪري ڇڏي ها پر الله پنهنجي رحمت ۾ وٺي ٿو جنهن کي گهري ٿو

ع ۵ ۱

ف ۱۴۰ ڇو ته اهي بعث ۽ قيامت جا قائل نه آهن. ف ۱۴۱ ڪا به شيءِ ان جي علمي احاطي کان ٻاهر نه آهي ۽ ان جي معلومات غير متناهي آهي.

ف ۱ سُوۡرَةُ الشُّوۡرٰى ۱ جمهور روٽ مڪي آهي ۽ حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما جي هڪ قول ۾ ان جون چار آيتون مدينه طيبه ۾ نازل ٿيون. جن ۾ پهرين آيت قُلۡ لَّاۤ اَسۡئَلُكُمۡ عَلَيۡهِ اَجۡرًا آهي. هن سورة ۾ پنج رڪوع، ٽيونجاهه آيتون، اٺ سو ڇٽيهه ڪلما ۽ ٽي هزار پنج سو اٺاسي حرف آهن. ف ۲ غيبي خبرون (خازن). ف ۳ نبين سڳرن کي وحي فرمائي جيڪو ف ۴ الله تعاليٰ جي عظمت ۽ ان جي بلند شان کان. ف ۵ يعني ايمان وارن جي لاءِ جيئن ته ڪافرن جي لائق نه آهن. ۽ جيڪڏهن ڪافرن لاءِ استغفار گهرن ته اهو ئي آهي ته انهن جي لاءِ هدايت ۽ ايمان جي دعا گهرن ته انهن کي ايمان ڏئي ۽ انهن جي مغفرت فرمائي. ف ۶ يعني بت جن کي اهي پوڄن ۽ معبود سمجهن ٿا. ف ۷ انهن جا عمل ۽ فعل ان جي سامهون آهن. اهو انهن کي بدلو ڏيندو. ف ۸ ته توهان کان انهن جي فعلن جي پڇا نه ٿيندي.

ف ۹ يعني ساري جهان جا ماڻهو. ف ۱۰ يعني قيامت جي ڏينهن کان ڊيڄاريو، جنهن ۾ الله تعاليٰ اڳين ۽ پوين، آسمان ۽ زمين وارن سڀني کي گڏ ڪندو ۾ ان گڏجاڻي کان پوءِ وري سڀ ڌار ٿي ويندا. ف ۱۱ ان کي اسلام جي توفيق ڏئي ٿو.

رَحْمَتِهٖ ؕ وَالظّٰلِمُوْنَ مَا لَهُمْ مِّنْ وَّلِيٍّ وَّلَا نَصِيْرٍ ۞٨ اَمِ اتَّخَذُوْا مِنْ

۽ ظالمن جو نہ ڪو دوست هوندو نہ ڪو مددگار و١٢ ڇا الله کان سواءِ ٻيا

دُوْنِهٖۤ اَوْلِيَآءَ ۚ فَاللّٰهُ هُوَ الْوَلِيُّ وَهُوَ يُحْيِ الْمَوْتٰى ۡ وَهُوَ عَلٰى كُلِّ

والي ٺاهيا اٿن و١٣ الله ئي تہ والي آهي ۽ اهو ئي مُئل جيارينڌو ۽ اهو سڀ ڪجھ

شَيْءٍ قَدِيْرٌ ۞٩ وَمَا اخْتَلَفْتُمْ فِيْهِ مِنْ شَيْءٍ فَحُكْمُهٗۤ اِلَى اللّٰهِ ؕ

ڪري سگھي ٿو. و١٤ ۽ توهان جنهن ڳالهہ و١٥ ۾ اختلاف ڪيو ۽ ان جو فيصلو الله جي حوالي آهي و١٦

ذٰلِكُمُ اللّٰهُ رَبِّيْ عَلَيْهِ تَوَكَّلْتُ ۖۗ وَاِلَيْهِ اُنِيْبُ ۞١٠ فَاطِرُ

اهو آهي الله منهنجو رب مون اُن تي ڀروسو ڪيو ۽ مان ان جي طرف رجوع ڪريان ٿو. و١٧ آسمانن ۽

السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ جَعَلَ لَكُمْ مِّنْ اَنْفُسِكُمْ اَزْوَاجًا وَّمِنَ

زمين جو خالق، توهان جي واسطي توهان مان و١٨ جوڙا ٺاهيائين ۽ نر ۽ مادي چوپايا.

الْاَنْعَامِ اَزْوَاجًا ۚ يَذْرَؤُكُمْ فِيْهِ ؕ لَيْسَ كَمِثْلِهٖ شَيْءٌ ۚ وَهُوَ

ان ساں و١٩ توهان جي نسل پکيڙي ٿو ۽ ان جهڙو ڪو بہ نہ آهي ۽ اهو ئي

السَّمِيْعُ الْبَصِيْرُ ۞١١ لَهٗ مَقَالِيْدُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۚ يَبْسُطُ

ٻڌي ڏسي ٿو. انهي جي واسطي آهن آسمانن ۽ زمين جون ڪنجيون و٢٠ روزي وسيع ڪري ٿو

الرِّزْقَ لِمَنْ يَّشَآءُ وَيَقْدِرُ ؕ اِنَّهٗ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمٌ ۞١٢ شَرَعَ لَكُمْ

جنهن جي لاءِ گهري ۽ تنگ فرمائي ٿو و٢١ بيشڪ اهو سڀ ڪجهہ ڄاڻي ٿو. توهان جي واسطي دين جي اها واٽ

مِّنَ الدِّيْنِ مَا وَصّٰى بِهٖ نُوْحًا وَّالَّذِيْٓ اَوْحَيْنَآ اِلَيْكَ وَمَا

مقرر فرمايائين جنهن جو نوح کي ۽ حڪم ڏنو هئائين و٢٢ ۽ جيڪي اسان تنهنجي طرف وحي موڪليو و٢٣ ۽ جنهن جو

وَصَّيْنَا بِهٖٓ اِبْرٰهِيْمَ وَمُوْسٰى وَعِيْسٰٓى اَنْ اَقِيْمُوا الدِّيْنَ وَلَا

حڪم اسان ابراهيم ۽ موسیٰ ۽ عيسیٰ کي ڏنو و٢٤ تہ دين ٺيڪ رکو و٢٥ ۽ ان ۾ ڦوٽ

تَتَفَرَّقُوْا فِيْهِ ؕ كَبُرَ عَلَى الْمُشْرِكِيْنَ مَا تَدْعُوْهُمْ اِلَيْهِ ؕ اَللّٰهُ يَجْتَبِيْٓ

نہ وجهو و٢٦ مشرڪن تي ڏاڍو ڏکيو آهي اهو و٢٧ جنهن جي طرف توهان انهن کي سڏيو ٿا، الله پنهنجي ويجهائي

اِلَيْهِ مَنْ يَّشَآءُ وَيَهْدِيْٓ اِلَيْهِ مَنْ يُّنِيْبُ ۞١٣ وَمَا تَفَرَّقُوْٓا اِلَّا

لاءِ چونڊي ٿو جنهن کي گهري و٢٨ ۽ پنهنجي طرف راهہ ڏي ٿو ان کي جيڪو رجوع ڪري ٿو و٢٩ ۽ انهن ڦوٽ نہ وڌي مگر

ع ٩ / ٢

و١٢ يعني ڪافرن کي ڪو عذاب کان بچائڻ وارو ڪونهي.

و١٣ يعني ڪافرن الله تعالیٰ کي ڇڏي بُتن کي پنهنجو والي بنائي ورتو آهي. اهو باطل آهي.

و١٤ پر ۽ انهي کي والي بنائڻ مناسب آهي.

و١٥ دين جي ڳالهين مان ڪافرن سان.

و١٦ قيامت جي ڏينهن توهان جي وچ ۾ فيصلو فرمائيندو سو توهان انهن کي چئو.

و١٧ هر امر ۾.

و١٨ يعني توهان جي جنس مان.

و١٩ يعني اُن شادي مان (خازن).

و٢٠ مراد هي آهي تہ آسمان ۽ زمين جي سمورن خزانن جون ڪنجيون، تہ ڄڻ مينهن جا خزانا هجن يا رزق جا.

و٢١ جنهن جي لاءِ چاهي. اهو مالڪ آهي، رزق جون ڪنجيون ان جي قدرت جي هٿ ۾ آهن.

و٢٢ حضرت نوح عليه السلام شريعت وارن نبين سڀني ۾ سڀني کان پهريون نبي آهي.

و٢٣ اي سراپا نُور حضور محبوب سيد الانبياءَ صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم!

و٢٤ معنیٰ هي آهي تہ حضرت نوح عليه السلام کان توهان تائين اي محبوب سيد الانبياءَ صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم! جيترا نبي سڳورا ٿيا، سڀني جي لاءِ اسان دين جي هڪ ئي واٽ مقرر ڪئي، جنهن ۾ اهي سڀ متفق آهن. اها واٽ هي آهي.

و٢٥ دين مان مُراد اسلام آهي. معنیٰ هي آهي تہ الله تعالیٰ جي توحيد ۽ طاعت ۽ ان تي ۽ ان جي رسولن تي، ڪتابن تي ۽ جزا جي ڏينهن تي ۽ باقي دين جي سڀني ضرورتن تي ايمان آڻڻ لازم ڪريو تہ اهي امور سڀني نبين سڳورن جي امتن جي لاءِ هڪ جهڙا لازم آهن.

و٢٦ حضرت علي المرتضیٰ ڪرم الله تعالیٰ وجهه الڪريم فرمايو تہ جماعت رحمت ۽ فرقت عذاب آهي. خلاصو هي آهي تہ اصول دين ۾ سمورا مسلمان ترڙي اهي ڪنهن وقت يا ڪنهن اُمت جا هجن ۽ برابر آهن. انهن ۾ ڪو اختلاف نہ آهي. البت احڪام ۾ امتون پنهنجن احوالن ۽ خصوصيتن جي اعتبار سان الڳ آهن. جيئن الله تعالیٰ فرمايو لِكُلٍّ جَعَلْنَا مِنْكُمْ شِرْعَةً وَّمِنْهَاجًا. و٢٧ يعني بُتن کي ڇڏڻ ۽ توحيد اختيار ڪرڻ. و٢٨ پنهنجن ٻانهن مان انهي کي توفيق ڏئي ٿو. و٢٩ ۽ ان جي طاعت قبول ڪري.

مِنۢ بَعۡدِ مَا جَآءَهُمُ الۡعِلۡمُ بَغۡيًۢا بَيۡنَهُمۡ ؕ وَلَوۡلَا كَلِمَةٌ سَبَقَتۡ

هن کان پوءِ جو وٽن علم اچي چڪو هو ف٣٠ هڪ ٻئي ۾ حسد جي ڪري ف٣١ ۽ جيڪڏهن تنهنجي رب جي طرفان هڪ ڳالھ

مِنۡ رَّبِّكَ اِلٰٓى اَجَلٍ مُّسَمًّى لَّقُضِىَ بَيۡنَهُمۡ ؕ وَاِنَّ الَّذِيۡنَ اُوۡرِثُوا

طي نه ٿي چڪي ها ف٣٢ هڪ مقرر مدت تائين ف٣٣ ته ڪڏهن جو انهن ۾ فيصلو ٿي وڃي ها ف٣٤ ۽ بيشڪ جيڪي انهن کان

الۡكِتٰبَ مِنۢ بَعۡدِهِمۡ لَفِىۡ شَكٍّ مِّنۡهُ مُرِيۡبٍ ﴿۱۴﴾ فَلِذٰلِكَ فَادۡعُ ۚ

پوءِ ڪتاب جا وارث ٿيا ف٣٥ اهي ان کان هڪ ڌوکي ۾ وجهندڙ شڪ ۾ ئي آهن ف٣٦ پوءِ انهي جي واسطي سڏ ف٣٧

وَاسۡتَقِمۡ كَمَاۤ اُمِرۡتَ ۚ وَلَا تَتَّبِعۡ اَهۡوَآءَهُمۡ ۚ وَقُلۡ اٰمَنۡتُ بِمَاۤ اَنۡزَلَ

۽ ثابت قدم رهو ف٣٨ جيئن توکي حڪم ٿيو آهي ۽ انهن جي خواهش تي نه هل ۽ چئو ته مون ايمان آندو ان تي جيڪي

اللّٰهُ مِنۡ كِتٰبٍ ۚ وَاُمِرۡتُ لِاَعۡدِلَ بَيۡنَكُمۡ ؕ اَللّٰهُ رَبُّنَا وَرَبُّكُمۡ ؕ لَنَاۤ

الله ڪتاب لاٿا ف٣٩ ۽ مونکي حڪم آهي ته مان توهان ۾ انصاف ڪريان ف٤٠ الله اسان ۽ توهان سڀني جو رب آهي اسان

اَعۡمَالُنَا وَلَكُمۡ اَعۡمَالُكُمۡ ؕ لَا حُجَّةَ بَيۡنَنَا وَبَيۡنَكُمۡ ؕ اَللّٰهُ يَجۡمَعُ

جي واسطي اسان جا عمل ۽ توهان جي واسطي توهان جا عمل ف٤١ ڪا حجت نه آهي اسان ۾ ۽ توهان ۾ ف٤٣ الله اسان سڀني کي گڏ ڪندو ف٤٤

بَيۡنَنَا ۚ وَاِلَيۡهِ الۡمَصِيۡرُ ؕ ﴿۱۵﴾ وَالَّذِيۡنَ يُحَآجُّوۡنَ فِى اللّٰهِ مِنۢ بَعۡدِ مَا

۽ انهي ڏي طرف موٽڻو آهي. ۽ اهي جيڪي الله جي باري ۾ جهڳڙو ڪن ٿا ان کان پوءِ جو مسلمان ان جي دعوت قبول ڪري

اسۡتُجِيۡبَ لَهٗ حُجَّتُهُمۡ دَاحِضَةٌ عِنۡدَ رَبِّهِمۡ وَعَلَيۡهِمۡ غَضَبٌ وَّ

چڪا آهن ف٤٥ انهن جو دليل محض بيڪار آهي سندن رب وٽ ۽ انهن تي ڏمر آهي ف٤٦

لَهُمۡ عَذَابٌ شَدِيۡدٌ ﴿۱۶﴾ اَللّٰهُ الَّذِىۡۤ اَنۡزَلَ الۡكِتٰبَ بِالۡحَقِّ وَ

۽ انهن جي واسطي سخت عذاب آهي. ف٤٧ الله آهي جنهن حق سان گڏ ڪتاب لاٿو ف٤٨ ۽ انصاف جي تارازي

الۡمِيۡزَانَ ؕ وَمَا يُدۡرِيۡكَ لَعَلَّ السَّاعَةَ قَرِيۡبٌ ﴿۱۷﴾ يَسۡتَعۡجِلُ بِهَا

ف٤٩ ۽ توکي ڪهڙي خبر شايد قيامت قريب ئي هجي ف٥٠ ان جي جلدي جو شور مچائن ٿا اهي جيڪي ان تي

الَّذِيۡنَ لَا يُؤۡمِنُوۡنَ بِهَا ۚ وَالَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا مُشۡفِقُوۡنَ مِنۡهَا ۙ وَيَعۡلَمُوۡنَ

ايمان نه ٿا رکن ف٥١ ۽ جن جو ان تي ايمان آهي اهي ان کان ڊڄن ٿا ۽ ڄاڻن ٿا ته بيشڪ

اَنَّهَا الۡحَقُّ ؕ اَلَاۤ اِنَّ الَّذِيۡنَ يُمَارُوۡنَ فِى السَّاعَةِ لَفِىۡ ضَلٰلٍۢ بَعِيۡدٍ ﴿۱۸﴾

اهو حق آهي، ٻڌو بيشڪ جيڪي قيامت ۾ شڪ ڪن ٿا ضرور اهي پري جي گمراهي ۾ آهن.



ف٣٠ يعني ڪتابن پنهنجن نبين سڳورن کان پوءِ جيڪو دين ۾ اختلاف ورتو ته ڪنهن توحيد اختيار ڪئي، ڪو ڪافر ٿي ويو. اهي ان کان اڳ ڄاڻي چڪا هئا ته هن طرح اختلاف ڪرڻ ۽ ٽولا ٽولا ٿي وڃڻ گمراهي آهي پر ان جي باوجود انهن اهو سڀ ڪجهه ڪيو.

ف٣١ ۽ رياست ۽ ناحق جي حڪومت جي شوق ۾.

ف٣٢ ۽ عذاب جي مؤخر فرمائڻ جي.

ف٣٣ يعني قيامت جي ڏينهن تائين.

ف٣٤ ڪافرن تي دنيا ۾ عذاب فرمائي ڪري.

ف٣٥ يهودي ۽ نصراني.

ف٣٦ يعني پنهنجي ڪتاب تي مضبوط ايمان نه ٿا رکن يا هي معنيٰ آهي ته اهي قرآن پاڪ جي طرف کان يا محبوب سيد عالم محمد مصطفيٰ صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي طرف کان شڪ ۾ پيل آهن.

ف٣٧ يعني انهن ڪافرن جي ان اختلاف ۽ پريشاني جي سبب کان انهن کي توحيد ۽ ملت حنفيه تي متفق ٿيڻ جي دعوت ڏيو.

ف٣٨ دين تي ۽ دين جي دعوت ڏيڻ تي.

ف٣٩ يعني الله تعاليٰ جي سمورن ڪتابن تي، نه جو ته متفرق ڪنهن تي ايمان آڻيندا هئا ۽ ڪنهن کان ڪفر ڪندا هئا.

ف٤٠ سمورين شين ۾ ۽ سموري احوال ۾ ۽ هر فيصلي ۾.

ف٤١ ۽ اسان سڀ ان جا ٻانها.

ف٤٢ هر هڪ پنهنجي عمل جي جزا پائيندو.

ف٤٣ جو ته حق ظاهر ٿي چڪو. (وَهٰذه الاٰية منسوخة باٰية القتال).

ف٤٤ قيامت جي ڏينهن.

ف٤٥ انهن جهڳڙي وارن مان مراد يهودي آهن. اهي چاهيندا هئا ته مسلمانن کي وري ڪفر جي طرف موٽايون. ان ڪري جهڳڙو ڪندا هئا ته اسان جو دين پراڻو، اسان جو ڪتاب پراڻو، اسان جو نبي پهريائين سو اسان توهان کان بهتر آهيون.

ف٤٦ سندن ڪفر جي ڪري.

ف٤٧ آخرت ۾.

ف٤٨ يعني قرآن پاڪ، جيڪو مختلف قسم جي دليلن ۽ حڪمن تي مشتمل آهي.

ف٤٩ يعني ان پنهنجن نازل ڪيل ڪتابن ۾ عدل جو حڪم ڏنو ڪن مفسرن چيو ته ميزان مان مراد محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي ذات گرامي آهن. ف٥٠ شان نزول: محبوب حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن قيامت جو ذڪر فرمايو ته مشرڪن تڪذيب جي طريقي سان چيو ته قيامت ڪڏهن ٿيندي؟ ان جي جواب ۾ هيءَ آيت نازل ٿي. ف٥١ ۽ هي گمان ڪن ٿا ته قيامت اچڻ واري ئي نه آهي. انهي ڪري مسخري جي طريقي سان جلدي مچائن ٿا.

اَللّٰهُ لَطِيْفٌۢ بِعِبَادِهٖ يَرْزُقُ مَنْ يَّشَآءُ ۚ وَهُوَ الْقَوِيُّ الْعَزِيْزُ ﴿۱۹﴾

الله پنهنجي ٻانهن تي لطف فرمائيندڙ آهي ف۵۲ جنهن کي گهري روزي ڏئي ٿو ف۵۳ ۽ اهو ئي قوت ۽ عزت وارو آهي

مَنْ كَانَ يُرِيْدُ حَرْثَ الْاٰخِرَةِ نَزِدْ لَهٗ فِيْ حَرْثِهٖ ۚ وَمَنْ كَانَ

جيڪو آخرت جي پوک گهري ف۵۴ اسان ان جي واسطي ان جي پوک وڌايون ف۵۵ ۽ جيڪو دنيا جي

يُرِيْدُ حَرْثَ الدُّنْيَا نُؤْتِهٖ مِنْهَا وَمَا لَهٗ فِي الْاٰخِرَةِ مِنْ نَّصِيْبٍ ﴿۲۰﴾

پوک چاهي ف۵۶ اسان ان کي ان مان ڪجهه ڏينداسين ف۵۷ ۽ آخرت ۾ ان جو ڪو به حصو نه آهي ف۵۸

اَمْ لَهُمْ شُرَكٰٓؤُا شَرَعُوْا لَهُمْ مِّنَ الدِّيْنِ مَا لَمْ يَاْذَنْۢ بِهِ اللّٰهُ ؕ

يا انهن جي واسطي شريڪ آهن ف۵۹ جن انهن جي واسطي ف۶۰ اهو دين ڪڍيو آهي ف۶۱ جنهن جي الله اجازت نه ڏني

وَلَوْلَا كَلِمَةُ الْفَصْلِ لَقُضِيَ بَيْنَهُمْ ؕ وَاِنَّ الظّٰلِمِيْنَ لَهُمْ

ف۶۲ ۽ جيڪڏهن هڪ فيصلي جو واعدو نه هجي ها ف۶۳ ته هتي ئي انهن ۾ فيصلو ڪري ڇڏجي ها ف۶۴ ۽ بيشڪ ظالمن جي واسطي

عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿۲۱﴾ تَرَى الظّٰلِمِيْنَ مُشْفِقِيْنَ مِمَّا كَسَبُوْا وَهُوَ

دردناڪ عذاب آهي ف۶۵ تون ظالمن کي ڏسندين جو پنهنجي ڪرتوتن کان ڊڄندڙ هوندا ف۶۶ ۽ اهي انهن تي واقع

وَاقِعٌۢ بِهِمْ ؕ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ فِيْ رَوْضٰتِ

ٿي رهندا ف۶۷ ۽ اهي جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون اهي جنت جي باغيچن ۾ آهن

الْجَنّٰتِ ۚ لَهُمْ مَّا يَشَآءُوْنَ عِنْدَ رَبِّهِمْ ؕ ذٰلِكَ هُوَ الْفَضْلُ الْكَبِيْرُ ﴿۲۲﴾

انهن جي واسطي سندن رب وٽ آهي جيڪي گهرن، اهو ئي وڏو فضل آهي.

ذٰلِكَ الَّذِيْ يُبَشِّرُ اللّٰهُ عِبَادَهُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ ؕ

هي آهي اهو جنهن جي خوشخبري ڏئي ٿو الله پنهنجن ٻانهن کي جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون

قُلْ لَّآ اَسْـَٔلُكُمْ عَلَيْهِ اَجْرًا اِلَّا الْمَوَدَّةَ فِي الْقُرْبٰى ؕ وَمَنْ

تون فرماءِ مان ان ف۶۸ تي توهان کان ڪو به بدلو نٿو گهران ف۶۹ مگر قرابت جي محبت ف۷۰ ۽ جيڪو چڱا ڪم ڪري

يَّقْتَرِفْ حَسَنَةً نَّزِدْ لَهٗ فِيْهَا حُسْنًا ؕ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ شَكُوْرٌ ﴿۲۳﴾

ف۷۱ اسان ان جي واسطي ان ۾ ڏيڪ حُسن وڌايون بيشڪ الله بخشڻهار قدر فرمائڻ وارو آهي . يا

اَمْ يَقُوْلُوْنَ افْتَرٰى عَلَى اللّٰهِ كَذِبًا ۚ فَاِنْ يَّشَاِ اللّٰهُ يَخْتِمْ عَلٰى

ف۷۲ اهي چون ٿا ته ان الله تي ڪوڙ گهڙيو آهي ف۷۳ ۽ الله چاهي ته توهان جي دل تي پنهنجي رحمت ۽ حفاظت جي مُهر فرمائي



ع ۲ ۱۰ ۳

ف۵۲ بيشمار احسان ڪري ٿو نيڪين تي به ۽ بُرائين تي به ايستائين جو ٻانها گناهن ۾ مشغول رهن ٿا ۽ اهو انهن کي بک سان هلاڪ نٿو ڪري. ف۵۳ ۽ زندگي جي ڪشادگي عطا فرمائي ٿو مؤمن کي به ۽ ڪافر کي به حڪمت جي اقتضا جي مطابق. حديث شريف ۾ آهي ته الله تعالىٰ فرمائي ٿو منهنجا ڪجهه مؤمن ٻانها اهڙا آهن جو شاهوڪاري سندن ايمان ۽ قوت جو سبب آهي. جيڪڏهن مان انهن کي فقير ۽ محتاج ڪري ڇڏيان ته انهن جا عقيدا فاسد ٿي وڃن ۽ ڪي ٻانها اهڙا آهن، جو تنگي ۽ محتاجي انهن جي قوت ۽ ايمان جو سبب آهي. جيڪڏهن مان انهن کي شاهوڪار ڪري مالدار بڻائي ڇڏيان ته انهن جا عقيدا خراب ٿي وڃن. ف۵۴ يعني جنهن کي پنهنجن عملن مان آخرت جو نفعو مقصود هجي. ف۵۵ ان کي نيڪين جي توفيق ڏئي ڪري ۽ ان جي لاءِ خيرات ۽ طاعت جون واٽون آسان ڪري ۽ ان جي نيڪين جو ثواب وڌائي ڪري. ف۵۶ يعني جنهن جو عمل فقط دنيا حاصل ڪرڻ جي لاءِ هجي ۽ اهو آخرت تي ايمان نه رکندڙ هجي (مدارڪ). ف۵۷ يعني دنيا ۾ جيترو ان جي لاءِ مقدر ڪيل آهي. ف۵۸ ڇو ته ان آخرت جي لاءِ عمل ڪيو ئي نه آهي. ف۵۹ معنيٰ هي آهي ته ڇا مڪي جا ڪافر هن دين کي قبول ڪن ٿا جيڪو الله تعالىٰ انهن جي لاءِ مقرر فرمايو يا انهن جا ڪجهه اهڙا شريڪ آهن شيطان وغيره. ف۶۰ ڪفري دينن مان. ف۶۱ جيڪو شرڪ ۽ بعث جي انڪار تي مشتمل آهي. ف۶۲ يعني اهو دين الاهي جي خلاف آهي. ف۶۳ ۽ جزا جي لاءِ قيامت جو ڏينهن مقرر نه فرمايو ويو هجي ها. ف۶۴ ۽ دنيا ۾ ئي تڪذيب ڪرڻ وارن کي عذاب ۾ گرفتار ڪيو وڃي ها. ف۶۵ آخرت ۾ ۽ ظالمن مان مُراد هتي ڪافر آهن. ف۶۶ يعني ڪفر ۽ خبيث عملن کان؛ جيڪي انهن دُنيا ۾ ڪمايا هُئا؛ هن انديشي کان ته هاڻي انهن جي سزا ملڻ واري آهي. ف۶۷ ضرور انهن کان ڪنهن به طرح بچي نٿا سگهن، ڊڄن يا نه ڊڄن. ف۶۸ رسالت جي تبليغ ۽ ارشاد ۽ هدايت. ف۶۹ ۽ نبين سڳورن جو اهو ئي طريقو آهي. شانِ نزول:- حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما کان روايت ٿيل آهي ته جڏهن محبوب حضرت پيغمبر ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن مدينه طيبه ۾ رونق افروز ٿيا ۽ انصارن ڏٺو ته محبوب عليه الصلوٰة والسلام جن جي ذمي خرچ گهڻا آهن ۽ مال ڪجهه به نه آهي ته انهن پاڻ ۾ مشورو ڪيو ۽ حضور جن جا حق ۽ احسان ياد ڪري محبوب سائين جن جي خدمت ۾ پيش ڪرڻ لاءِ تمام گهڻو مال گڏ ڪيائون ۽ ان کي کڻي ڪري خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيا ۽ عرض ڪيائون ته محبوب سائين جن جي صدقي اسان کي هدايت ٿي ۽ اسان گمراهي کان ڇوٽڪارو لڌو ۽ اسان ڏسون ٿا ته سائين جن جا خرچ تمام گهڻا آهن. ان ڪري

اسان هي مال آستاني جي خادمن جي خدمت ۾ نذر جي لاءِ آندو آهي، سو قبول فرمائي اسان جي عزت افزائي ڪئي وڃي. ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي ۽ محبوب سائين جن اهو مال واپس فرمايو. ف۷۰ توهان تي لازم آهي ڇو ته مسلمانن جي وچ ۾ مودّت ۽ محبت واجب آهي، جيئن الله تعالىٰ فرمايو اَلْمُؤْمِنُوْنَ وَالْمُؤْمِنٰتُ بَعْضُهُمْ اَوْلِيَآءُ بَعْضٍ ۽ حديث شريف ۾ آهي ته مسلمان هڪ عمارت جي مثل آهن، جنهن جو هر هڪ حصو ٻئي حصي کي قوت ۽ مدد پهچائي ٿو. جڏهن مسلمانن ۾ هڪ ٻئي سان محبت واجب ٿي ته پوءِ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن سان ڪيتري قدر محبت فرض ٿيندي. معنيٰ هيءَ آهي ته مان هدايت ۽ ارشاد تي ڪجهه اجور ونه ٿو گهران، پر قرابت جا حق ته توهان تي واجب آهن، انهن جو لحاظ ڪريو ۽ منهنجي قرابت وارا توهان جا به قرابتي آهن، انهن کي ايذاءُ نه ڏيو. حضرت سعيد بن جبير کان روايت ٿيل آهي ته قرابت وارن مان مُراد حضور محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي آل پاڪ آهي. (بخاري). مسئلو:- قرابت وارن مان ڪير مُراد آهن؟ ان ۾ گهڻائي قول آهن: (۱) ان مان مُراد حضرت علي، حضرت فاطمه ۽ حسنين ڪريمين رضى الله تعالىٰ عنهم آهن. (۲) قول هي آهي ته آلِ علي، آلِ عقيل، آلِ جعفر ۽ آلِ عباس مُراد آهن. (۳) قول هي به آهي ته محبوب سائين جن جا اهي اقارب مُراد آهن، جن تي صدقو حرام آهي ۽ اهي مخلص بني هاشم ۽ بني مطلب آهن. حضور محبوب سائين جن جون ازواج مطهرات محبوب سائين جن جي اهل بيت ۾ داخل آهن. مسئلو:- حضور محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي محبت ۽ محبوب سائين جن جي اقارب جي محبت دين جي فرائض مان آهي. (جمل ۽ خازن وغيره). ف۷۱ هتي نيڪ ڪم مان مُراد يا محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي آل پاڪ جي محبت آهي يا سمورا چڱا امور. ف۷۲ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي نسبت مڪي جا ڪافر. ف۷۳ نبوت جي دعوىٰ ڪري يا قرآن ڪريم کي ڪتاب الاهي ٻڌائي ڪري.

قَلْبِكَ ۗ وَيَمْحُ اللّٰهُ الْبَاطِلَ وَيُحِقُّ الْحَقَّ بِكَلِمٰتِهٖ ۚ اِنَّهٗ عَلِيْمٌۢ

۽ ميٽي ٿو باطل کي ۽ حق کي ثابت فرمائي ٿو پنهنجن ڪلمن (ڳالهين) سان بيشڪ اهو

بِذَاتِ الصُّدُوْرِ ﴿٢٤﴾ وَهُوَ الَّذِيْ يَقْبَلُ التَّوْبَةَ عَنْ عِبَادِهٖ وَ

دلين جون ڳالهيون ڄاڻي ٿو. ۽ اهو ئي آهي جيڪو پنهنجن ٻانهن جي توبهه قبول فرمائي ٿو

يَعْفُوْا عَنِ السَّيِّاٰتِ وَيَعْلَمُ مَا تَفْعَلُوْنَ ﴿٢٥﴾ وَيَسْتَجِيْبُ الَّذِيْنَ

۽ گناهن کان درگذر فرمائي ٿو ۽ ڄاڻي ٿو جو ڪجهه توهان ڪيو ٿا ۽ دعا قبول فرمائي ٿو انهن جي

اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ وَيَزِيْدُهُمْ مِّنْ فَضْلِهٖ ۗ وَالْكٰفِرُوْنَ

جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا ئون ۽ انهن کي پنهنجي فضل سان وڌيڪ انعام ڏي ٿو ۽ ڪافرن جي

لَهُمْ عَذَابٌ شَدِيْدٌ ﴿٢٦﴾ وَلَوْ بَسَطَ اللّٰهُ الرِّزْقَ لِعِبَادِهٖ لَبَغَوْا

واسطي سخت عذاب آهي. ۽ جيڪڏهن الله پنهنجي سمورن ٻانهن جو رزق وسيع ڪري ڇڏي ها ته ضرور زمين ۾ فساد

فِي الْاَرْضِ وَلٰكِنْ يُّنَزِّلُ بِقَدَرٍ مَّا يَشَآءُ ۚ اِنَّهٗ بِعِبَادِهٖ خَبِيْرٌۢ

پکيڙين ها پر اهو اندازي سان لاهي ٿو جيترو گهري. بيشڪ اهو پنهنجي ٻانهن کان خبردار آهي

بَصِيْرٌ ﴿٢٧﴾ وَهُوَ الَّذِيْ يُنَزِّلُ الْغَيْثَ مِنْۢ بَعْدِ مَا قَنَطُوْا وَيَنْشُرُ

انهن کي ڏسي ٿو. ۽ اهو ئي آهي جيڪو برسات لاهي ٿو انهن جي نا اميد ٿيڻ تي ۽ پنهنجي رحمت پکيڙي

رَحْمَتَهٗ ۗ وَهُوَ الْوَلِيُّ الْحَمِيْدُ ﴿٢٨﴾ وَمِنْ اٰيٰتِهٖ خَلْقُ السَّمٰوٰتِ

ٿو ۽ اهو ڪم ڏاهيندڙ ساراهيل آهي. ۽ ان جي نشانين مان آهي آسمانن ۽

وَالْاَرْضِ وَمَا بَثَّ فِيْهِمَا مِنْ دَآبَّةٍ ۚ وَهُوَ عَلٰى جَمْعِهِمْ

زمين جي پيدائش ۽ جيڪي هلندڙ ان ۾ پکيڙيائين ۽ اهو انهن جي گڏ ڪرڻ تي

اِذَا يَشَآءُ قَدِيْرٌ ﴿٢٩﴾ وَمَآ اَصَابَكُمْ مِّنْ مُّصِيْبَةٍ فَبِمَا كَسَبَتْ

جڏهن چاهي قادر آهي. ۽ توهان کي جيڪا به مصيبت پهتي اهو ان سبب آهي جيڪو توهان جي هٿن ڪمايو

اَيْدِيْكُمْ وَيَعْفُوْا عَنْ كَثِيْرٍ ﴿٣٠﴾ وَمَآ اَنْتُمْ بِمُعْجِزِيْنَ فِي الْاَرْضِ ۚ

۽ اهو گهڻو ڪجهه ته معاف فرمائيندو آهي ۽ توهان زمين ۾ سندس قابو کان نڪري نٿا سگهو

وَمَا لَكُمْ مِّنْ دُوْنِ اللّٰهِ مِنْ وَّلِيٍّ وَّلَا نَصِيْرٍ ﴿٣١﴾ وَمِنْ اٰيٰتِهِ

۽ نه الله جي مقابلي ۾ توهان جو ڪو دوست آهي نه مددگار. ۽ ان جي نشانين مان آهن

---

۷۴ ته جيئن توهان کي انهن جي بدگوين کان ايذاء نه پهچي.

۷۵ جيڪو ڪافر چون ٿا.

۷۶ جيڪي پنهنجي محبوب نبي عليه الصلوٰة والسلام جن تي نازل فرمايا آهن. هي طرح ايئن ئي ڪيائين جو انهن جي باطل کي متايائين ۽ اسلام جي ڪلمي کي غالب ڪيائين.

۷۷ مسئلو:- توبهه هر هڪ گناهه کان واجب آهي ۽ توبهه جي حقيقت هيءَ آهي ته ماڻهو برائي ۽ نافرماني کان باز اچي ۽ جيڪو گناهه ان کان صادر ٿيو ته ان تي پشيمان ٿئي ۽ وري هميشه گناهه کان پري رهڻ جو پڪو ارادو ڪري ۽ جيڪڏهن گناهه ۾ ڪنهن ٻانهي جي حق تلفي به ٿي ته ان حق کان شرعي طريقي سان آزاد ٿئي.

۷۸ يعني جيترو دعا گهرڻ واري طلب ڪيو هو ان کان زياده عطا فرمائي ٿو

۷۹ تڪبر ۽ غرور ۾ مبتلا ٿي ڪري.

۸۰ جنهن جي لاءِ جيترو حڪمت جي تقاضا آهي ان کي اوترو عطا فرمائي ٿو.

۸۱ ۽ مينهن سان نفعو ڏئي ٿو ۽ ڏڪر کي دفع فرمائي ٿو.

۸۲ حشر جي لاءِ.

۸۳ هي خطاب مڪلف مؤمنن کي آهي ۽ جن کان گناهه سرزد ٿين ٿا. مراد هيءَ آهي ته دنيا ۾ جيڪي تڪليفون ۽ مصيبتون مؤمنن کي الله تعاليٰ انهن جي گناهن جو ڪفارو ڪري ڇڏي ٿو ۽ ڪڏهن مؤمن جي تڪليف ان جي درجن جي رفع جي لاءِ ٿئي ٿي. جيئن بخاري ۽ مسلم جي حديث ۾ وارد آهي. نبي سڳورا جيڪي گناهن کان پاڪ آهن ۽ ننڍا ٻار جيڪي مڪلف نه آهن هن آيت جا مخاطب نه آهن. فائدو:- ڪي گمراه فرقا جيڪي دليل وٺن ٿا ته ننڍن ٻارن کي جيڪا تڪليف پهچي ٿي. هن آيت مان ثابت ٿئي ٿو ته اها انهن جي گناهن جو نتيجو هجي ۽ اڃا تائين انهن کان ڪو گناهه نه ٿيو آهي ته لازم آيو ته ان زندگي کان اڳ ڪا ٻي زندگي هجي جنهن ۾ گناهه ٿيا هجن. اها ڳالهه باطل آهي ڇو ته ٻار ان ڪلام جا مخاطب ئي نه آهن جيئن عام ڪري سمورا خطاب عاقل بالغن کي ٿين ٿا. پوءِ تناسخ وارن جو دليل وٺڻ باطل ٿيو.

۸۴ جيڪي مصيبتون توهان جي لاءِ مقدر ٿي چڪيون آهن انهن کان ڪٿي ڀڄي نه ٿا سگهو ۽ بچي نه ٿا سگهو.

۸۵ جو ان جي مرضيءَ جي خلاف توهان کي مصيبت ۽ تڪليف کان بچائي سگهي.

* پهچن ٿيون انهن جو گهڻو سبب انهن جا گناهه ٿين ٿا انهن تڪليفن کي ✳ تناسخ جا قائل آهن هن آيت مان

ع ۳/۱۰ ۴

الْجَوَارِ فِي الْبَحْرِ كَالْاَعْلَامِ ﴿٣٢﴾ اِنْ يَّشَاْ يُسْكِنِ الرِّيْحَ فَيَظْلَلْنَ

وٺ٨٦ درياءَ ۾ هلندڙ جبلن جهڙا (ٻيڙا) . اهو گهري ته هوا بيهاري ڇڏي وٺ٨٧ پوءِ اُهي بيهي تي

رَوَاكِدَ عَلٰى ظَهْرِهٖ ؕ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّكُلِّ صَبَّارٍ شَكُوْرٍ ﴿٣٣﴾

وٺ٨٨ بيٺل رهجي وڃن وٺ٨٩ بيشڪ ان ۾ ضرور نشانيون آهن هر وڏي صبر ڪندڙ ۽ شڪرگذار جي واسطي . وٺ٩٠

اَوْ يُوْبِقْهُنَّ بِمَا كَسَبُوْا وَيَعْفُ عَنْ كَثِيْرٍ ﴿٣٤﴾ وَّيَعْلَمَ الَّذِيْنَ

يا انهن کي تباهه ڪري وٺ٩١ ماڻهن جي گناهن جي سبب وٺ٩٢ ۽ گهڻو ڪجهه معاف فرمائي ڇڏي وٺ٩٣ ۽ ڄاڻي وٺن اهي جيڪي

يُجَادِلُوْنَ فِيْٓ اٰيٰتِنَا ؕ مَا لَهُمْ مِّنْ مَّحِيْصٍ ﴿٣٥﴾ فَمَآ اُوْتِيْتُمْ مِّنْ

اسان جي آيتن ۾ جهڳڙو ڪن ٿا جو انهن کي وٺ٩٤ ڪا ڀڄڻ جي جاءِ نه آهي . پوءِ توهان کي جو ڪجهه مليو آهي وٺ٩٥

شَيْءٍ فَمَتَاعُ الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا ۚ وَمَا عِنْدَ اللّٰهِ خَيْرٌ وَّ اَبْقٰى

اهو دنيا جي زندگي ۾ نفعي جو سامان آهي وٺ٩٦ ۽ جيڪي الله وٽ آهي وٺ٩٧ بهتر آهي ۽ وڌيڪ باقي رهندڙ انهن جي واسطي

لِلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَلٰى رَبِّهِمْ يَتَوَكَّلُوْنَ ﴿٣٦﴾ ۚ وَالَّذِيْنَ يَجْتَنِبُوْنَ

جن ايمان آندو ۽ پنهنجي رب تي ڀروسو ڪن ٿا وٺ٩٨ ۽ اهي جيڪي پاسو ڪندا آهن وڏن گناهن ۽

كَبٰٓئِرَ الْاِثْمِ وَالْفَوَاحِشَ وَاِذَا مَا غَضِبُوْا هُمْ يَغْفِرُوْنَ ﴿٣٧﴾ ۚ وَالَّذِيْنَ

بي حيائين کان ۽ جڏهن ڪاوڙجن ته معاف ڪري ڇڏيندا آهن . ۽ اهي جن پنهنجي رب جو

اسْتَجَابُوْا لِرَبِّهِمْ وَاَقَامُوا الصَّلٰوةَ ۠ وَاَمْرُهُمْ شُوْرٰى بَيْنَهُمْ ۠

حڪم مڃيو وٺ٩٩ ۽ نماز قائم رکيائون وٺ١٠٠ ۽ انهن جو ڪم پاڻ ۾ مشوري سان آهي وٺ١٠١

وَمِمَّا رَزَقْنٰهُمْ يُنْفِقُوْنَ ﴿٣٨﴾ ۚ وَالَّذِيْنَ اِذَآ اَصَابَهُمُ الْبَغْيُ

۽ اسان جي ڏني مان ڪجهه اسان جي واٽ ۾ خرچ ڪندا آهن . ۽ اهي جڏهن جو انهن کي بغاوت پهچي

هُمْ يَنْتَصِرُوْنَ ﴿٣٩﴾ وَجَزٰٓؤُا سَيِّئَةٍ سَيِّئَةٌ مِّثْلُهَا ۚ فَمَنْ عَفَا

ته اُهي بدلو وٺندا آهن . وٺ١٠٢ ۽ برائي جو بدلو انهي جي برابر برائي آهي وٺ١٠٣ پوءِ جنهن معاف ڪيو ۽

وَاَصْلَحَ فَاَجْرُهٗ عَلَى اللّٰهِ ؕ اِنَّهٗ لَا يُحِبُّ الظّٰلِمِيْنَ ﴿٤٠﴾ وَلَمَنِ

ڪم درست ڪيائين ته پوءِ ان جو اجر الله تي آهي بيشڪ اهو پسند نه ٿو ڪري ظالمن کي وٺ١٠٤ ۽ بيشڪ

انْتَصَرَ بَعْدَ ظُلْمِهٖ فَاُولٰٓئِكَ مَا عَلَيْهِمْ مِّنْ سَبِيْلٍ ﴿٤١﴾ ؕ اِنَّمَا

جنهن پنهنجي مظلومي تي بدلو ورتو انهن تي پڪڙ جي ڪا به واٽ نه آهي پڪڙ ته



وٺ٨٦ وڏيون وڏيون ٻيڙيون.
وٺ٨٧ جيڪا ٻيڙين کي هلائي ٿي.
وٺ٨٨ يعني درياءَ جي مٿان. وٺ٨٩ هلي نه سگهن. وٺ٩٠ صابر شاڪر مان مؤمن مخلص مُراد آهي، جيڪو سختي ۽ تڪليف ۾ صبر ۽ راحت ۽ عيش ۾ شڪر ڪري ٿو. وٺ٩١ يعني ٻيڙين کي غرق ڪري ڇڏي. وٺ٩٢ جيڪي ان ۾ سوار آهن. وٺ٩٣ گناهن مان جو انهن تي عذاب نه ڪري. وٺ٩٤ ان جي عذاب کان. وٺ٩٥ دنيوي مال ۽ اسباب وٺ٩٦ صرف چند ڏينهن، ان کي بقا نه آهي. وٺ٩٧ يعني ثواب، اهو. وٺ٩٨ شانِ نزول:- هيءَ آيت حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالىٰ عنه جي حق ۾ نازل ٿي. جڏهن پاڻ پنهنجو سمورو مال صدقو ڪري ڇڏيائين جنهن تي ڪيس عرب ماڻهن ملامت ڪئي. وٺ٩٩ شانِ نزول:- هيءَ آيت انصارن جي حق ۾ نازل ٿي، جن پنهنجي رب جي دعوت قبول ڪري ايمان ۽ طاعت کي اختيار ڪيو. وٺ١٠٠ ان تي هميشگي ڪئي. وٺ١٠١ اهي جلدي ۽ خود رائي نه ٿا ڪن. حضرت حسن رضي الله تعالىٰ عنه فرمايو ته جيڪا قوم مشورو ڪري ٿي، سا صحيح واٽ تي پهچي ٿي. وٺ١٠٢ يعني جڏهن انهن تي ڪو ظلم ڪري ته انصاف سان بدلو وٺن ٿا ۽ بدلي ۾ حد کان تجاوز نه ٿا ڪن. ابن زيد جو قول آهي ته مؤمن ٻن قسمن جا آهن: (١) اهي جيڪي ظلم کي معاف ڪن ٿا، پهرين آيت ۾ انهن جو ذڪر فرمايو ويو. (٢) اهي جيڪي ظلم جو بدلو وٺن ٿا، تن جو هن آيت ۾ ذڪر آهي. عطا چيو ته هي اُهي مؤمن آهن، جن کي ڪافرن مڪه مڪرمه مان ڪڍيو ۽ انهن تي ظلم ڪيو. پوءِ الله تعالىٰ انهن کي ان زمين ۾ تسلط ڏنو ۽ انهن ظالمن کان بدلو ورتو. وٺ١٠٣ معنىٰ هيءَ آهي ته بدلو جنايت جي قدر هُئڻ گهرجي، ان ۾ زيادتي نه هجڻي ۽ بدلي کي برائي چوڻ مجاز آهي جو صورتاً مشابه هجڻ جي سبب کان چيو ويو آهي ۽ جنهن کي اهو بدلو ڏنو وڃي ان کي بُرو معلوم ٿئي ٿو ۽ بُرائي سان تعبير ڪرڻ ۾ هي به اشارو آهي ته جيتوڻيڪ بدلو جائز آهي، پر معاف ڪرڻ ان کان بهتر آهي. وٺ١٠٤ حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته ظالمن مان اهي مُراد آهن، جيڪي ظلم جي شروعات ڪن.

السَّبِيۡلُ عَلَى الَّذِيۡنَ يَظۡلِمُوۡنَ النَّاسَ وَيَبۡغُوۡنَ فِى الۡاَرۡضِ
انهن تي آهي جيڪي ف١٠٥ ماڻهن تي ظلم ڪن ٿا ۽ زمين ۾ ناحق سرڪشي
بِغَيۡرِ الۡحَـقِّ‌ؕ اُولٰٓـئِكَ لَهُمۡ عَذَابٌ اَلِيۡمٌ ﴿۴۲﴾ وَلَمَنۡ صَبَرَ وَغَفَرَ
ڪندا آهن ف١٠٦ انهن جي واسطي دردناڪ عذاب آهي ۽ بيشڪ جنهن صبر ڪيو ف١٠٧ ۽ بخشيائين
اِنَّ ذٰلِكَ لَمِنۡ عَزۡمِ الۡاُمُوۡرِ ﴿۴۳﴾ وَمَنۡ يُّضۡلِلِ اللّٰهُ فَمَا لَهٗ
ته يقينًا اهي همت جا ڪم آهن. ۽ جنهن کي الله گمراهه ڪري ان جو ڪو به
مِنۡ وَّلِىٍّ مِّنۡۢ بَعۡدِهٖ‌ؕ وَتَرَى الظّٰلِمِيۡنَ لَمَّا رَاَوُا الۡعَذَابَ
رفيق نه آهي الله جي سامهون ف١٠٨ ۽ تون ظالمن کي ڏسندين جڏهن جو عذاب ڏسندا ف١٠٩ چوندا ڇا
يَقُوۡلُوۡنَ هَلۡ اِلٰى مَرَدٍّ مِّنۡ سَبِيۡلٍ‌ ۚ‏ ﴿۴۴﴾ وَتَرٰٮهُمۡ يُعۡرَضُوۡنَ
واپس وڃڻ جو ڪو رستو آهي ف١١٠. ۽ تون انهن کي ڏسندين جو باهه تي پيش ڪيا ويندا آهن
عَلَيۡهَا خٰشِعِيۡنَ مِنَ الذُّلِّ يَنۡظُرُوۡنَ مِنۡ طَرۡفٍ خَفِىٍّ‌ ؕ وَقَالَ
خواري کان ذليل جهڪيل ڇور نظرن سان ڏسندا آهن ف١١١ ۽ ايمان وارا
الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡۤا اِنَّ الۡخٰسِرِيۡنَ الَّذِيۡنَ خَسِرُوۡۤا اَنۡفُسَهُمۡ وَاَهۡلِيۡهِمۡ
چوندا بيشڪ گهاٽي ۾ اهي آهن جن نقصان ۾ وڌو پنهنجي پاڻ کي ۽ پنهنجن گهر وارن کي قيامت جي ڏينهن
يَوۡمَ الۡقِيٰمَةِ‌ ؕ اَلَاۤ اِنَّ الظّٰلِمِيۡنَ فِىۡ عَذَابٍ مُّقِيۡمٍ ﴿۴۵﴾ وَمَا كَانَ لَهُمۡ
بڌو بيشڪ ظالم ف١١٢ هميشه جي عذاب ۾ آهن. ۽ انهن جا ڪي به دوست نه ٿيا
مِّنۡ اَوۡلِيَآءَ يَنۡصُرُوۡنَهُمۡ مِّنۡ دُوۡنِ اللّٰهِ‌ ؕ وَمَنۡ يُّضۡلِلِ اللّٰهُ
جيڪي الله جي سامهون انهن جي مدد ڪن ف١١٣ ۽ جنهن کي الله گمراهه ڪري اُن جي واسطي
فَمَا لَهٗ مِنۡ سَبِيۡلٍ ؕ‏ ﴿۴۶﴾ اِسۡتَجِيۡبُوۡا لِرَبِّكُمۡ مِّنۡ قَبۡلِ اَنۡ يَّاۡتِىَ
ڪو به رستو نه آهي. ف١١٤ پنهنجي رب جو حڪم مڃيو ف١١٥ ان ڏينهن جي اچڻ کان اڳي جيڪو الله
يَوۡمٌ لَّا مَرَدَّ لَهٗ مِنَ اللّٰهِ‌ ؕ مَا لَـكُمۡ مِّنۡ مَّلۡجَاٍ يَّوۡمَئِذٍ وَّمَا لَـكُمۡ
جي طرف کان ٽرڻ وارو نه آهي ف١١٦ ان ڏينهن توهان جي واسطي نه ڪا پناهه جي جاءِ هوندي ۽ نه ئي
مِّنۡ نَّكِيۡرٍ ﴿۴۷﴾ فَاِنۡ اَعۡرَضُوۡا فَمَاۤ اَرۡسَلۡنٰكَ عَلَيۡهِمۡ حَفِيۡظًا‌ ؕ اِنۡ
توهان انڪار ڪري سگهندؤ ف١١٧. پوءِ جيڪڏهن اهي مُنهن ڦيرين ته ف١١٨ پوءِ اسان توکي انهن تي نگهبان بڻائي نه موڪليو آهي ف١١٩

ع ٤/١٣ ٥

ف١٠٥ ابتداءَ. ف١٠٦ تڪبر ۽ نافرماني جو ارتڪاب ڪري. ف١٠٧ ظلم ۽ ايذاءَ تي ۽ بدلو نه ورتو. ف١٠٨ جو ان کي عذاب کان بچائي سگهي. ف١٠٩ قيامت جي ڏينهن. ف١١٠ يعني دُنيا ۾ ته جيئن اتي وڃي ڪري ايمان آڻيون. ف١١١ يعني ذلت ۽ خوف جي ڪري باهه کي ڇور ايل نگاهن سان ڏسندا جيئن ڪو مقتول پنهنجي قتل جي وقت قاتل جي تلوار کي ڇور ايل نگاهه سان ڏسندو آهي. ف١١٢ جانين جو هارجڻ ته هي آهي ته اهي ڪفر اختيار ڪري جهنم جي دائمي عذاب ۾ گرفتار ٿيا ۽ گهر وارن جو هارجڻ هي آهي ته ايمان آڻڻ واري صورت ۾ جنت جون جيڪي حُورون انهن جي لاءِ نامزد هيون تن کان محروم ٿي ويا. ف١١٣ يعني ڪافر. ف١١٤ ۽ ان جي عذاب کان بچائي سگهن. ف١١٥ خير جو، نه ته هو دُنيا ۾ حق تائين پهچي سگهي ٿو نه آخرت ۾ جنت تائين. ف١١٦ ۽ محبوب سيد عالم صلي الله تعالٰي عليه وآله وسلم جن جي فرمانبرداري ڪري توحيد ۽ عبادت الاهي اختيار ڪريو. ف١١٧ هن مان مُراد موت جو ڏينهن آهي يا قيامت جو ڏينهن. ف١١٨ پنهنجن گناهن جو، ڇوته ان ڏينهن ڪنهن ڇوٽڪاري جي صورت نه آهي، نه عذاب کان بچي سگهو ٿا نه پنهنجن قبيح عملن جو انڪار ڪري سگهو ٿا. جيڪي توهان جي اعمال نامن ۾ درج آهن. ف١١٩ ايمان آڻڻ ۽ اطاعت ڪرڻ کان. ف١٢٠ جو انهن جي عملن جي حفاظت لازم هجي.

عَلَيْكَ اِلَّا الْبَلٰغُ ؕ وَاِنَّاۤ اِذَاۤ اَذَقْنَا الْاِنْسَانَ مِنَّا رَحْمَةً فَرِحَ بِهَا ۚ

تو تي نه آهي مگر پهچائي ڇڏڻ[121] ۽ بيشڪ جڏهن اسان انسان کي پاڻ وٽان ڪنهن مهرباني جو مزو وٺايون[122] ته ان تي خوش ٿي ويندو آهي.

وَاِنْ تُصِبْهُمْ سَيِّئَةٌ ۢ بِمَا قَدَّمَتْ اَيْدِيْهِمْ فَاِنَّ الْاِنْسَانَ كَفُوْرٌ ﴿٤٨﴾

۽ جيڪڏهن انهن کي ڪا تڪليف پهچي[123] بدلو ان جو جيڪي انهن جي هٿن اڳي ڪري موڪليو[124] پوءِ بيشڪ انسان وڏو ناشڪر آهي

لِلّٰهِ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ يَخْلُقُ مَا يَشَآءُ ؕ يَهَبُ لِمَنْ يَّشَآءُ

[125] الله جي واسطي آهي آسمانن ۽ زمين جي بادشاهي[126] پيدا ڪري ٿو جيڪي چاهي جنهن کي گهري ڌيئرون عطا فرمائي[127]

اِنَاثًا وَّيَهَبُ لِمَنْ يَّشَآءُ الذُّكُوْرَ ﴿٤٩﴾ اَوْ يُزَوِّجُهُمْ ذُكْرَانًا وَّاِنَاثًا ۚ

۽ جنهن کي وڻيس پٽ ڏي. [128] يا پٽ ۽ ڌيئرون ٻئي ملائي

وَيَجْعَلُ مَنْ يَّشَآءُ عَقِيْمًا ؕ اِنَّهٗ عَلِيْمٌ قَدِيْرٌ ﴿٥٠﴾ وَمَا كَانَ لِبَشَرٍ اَنْ

۽ جنهن کي چاهي سنڍ ڪري[129] بيشڪ اهو علم ۽ قدرت وارو آهي ۽ ڪنهن انسان کي نٿو پهچي

يُّكَلِّمَهُ اللّٰهُ اِلَّا وَحْيًا اَوْ مِنْ وَّرَآئِ حِجَابٍ اَوْ يُرْسِلَ رَسُوْلًا

جو الله ان سان گفتگو فرمائي مگر وحي جي طريقي[130] يا ايئن جو انسان پرده عظمت کان ٻئي پاسي هجي[131] يا

فَيُوْحِيَ بِاِذْنِهٖ مَا يَشَآءُ ؕ اِنَّهٗ عَلِيٌّ حَكِيْمٌ ﴿٥١﴾ وَكَذٰلِكَ اَوْحَيْنَاۤ اِلَيْكَ

ڪو ملائڪ موڪلي جو ان جي حڪم سان وحي ڪري جيڪي اهو چاهي[132] بيشڪ اهو بلندي ۽ حڪمت وارو آهي ۽ ايئن اسان توهان ڏي وحي موڪلي

رُوْحًا مِّنْ اَمْرِنَا ؕ مَا كُنْتَ تَدْرِيْ مَا الْكِتٰبُ وَلَا الْاِيْمَانُ وَلٰكِنْ

[133] هڪ روح پرور شيءِ[134] پنهنجي حڪم سان ان کان اڳ پرده تون ڪتاب ڄاڻندو هئين ۽ نه ئي شرعي حڪمن جو تفصيل

جَعَلْنٰهُ نُوْرًا نَّهْدِيْ بِهٖ مَنْ نَّشَآءُ مِنْ عِبَادِنَا ؕ وَاِنَّكَ لَتَهْدِيْۤ

ها ٺوءِ اسان ان کي[135] نور بڻايو جنهن سان اسان واٽ ڏيکاريون ٿا پنهنجي ٻانهن ۾ جنهن کي گهرئون ۽ بيشڪ ضرور تون

اِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ﴿٥٢﴾ صِرَاطِ اللّٰهِ الَّذِيْ لَهٗ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا

سڌي واٽ ڏيکارين ٿو[136] الله جي واٽ[137] انهيءَ جي واسطي آهي جو ڪجهه

فِي الْاَرْضِ ؕ اَلَاۤ اِلَى اللّٰهِ تَصِيْرُ الْاُمُوْرُ ﴿٥٣﴾

آسمانن ۾ آهي ۽ جو ڪجهه زمين ۾ ٻڌو ته سڀ ڪم الله جي طرف ڦرن ٿا.

سُوْرَةُ الزُّخْرُفِ ٤٣ مَكِّيَّةٌ ٦٣ — اٰيَاتُهَا ٨٩ — رُكُوْعَاتُهَا ٧

سوره زخرف مڪي آهي، هن ۾ اٺاسي آيتون ۽ ست رڪوع آهن



[121] ۽ اهو توهان ادا ڪري ڇڏيو. (وڪان هٰذا قبل الامر بالجهاد).

[122] ته توڙي اها دولت وثروت هجي يا صحت وعافيت هجي يا امن سلامتي يا جاه ومرتبت يا ٻي ڪا.

[123] ۽ ڪا مصيبت ۽ بلا ڏڪر، بيماري ۽ تنگدستي وغيره جي مثل ظاهر ٿئي.

[124] يعني انهن جي نافرمانين ۽ مصيبتن جي سبب ڪان.

[125] نعمتن کي وساري ڇڏي ٿو.

[126] جهڙو گهري ٿو، تصرف فرمائي ٿو، ڪو دخل ڏيڻ ۽ اعتراض ڪرڻ جي مجال نٿو رکي.

[127] پٽ نه ڏئي.

[128] ڌيءُ نه ڏئي.

[129] جو ان جي اولاد ئي نه ٿئي. اهو مالڪ آهي پنهنجي نعمت کي جهڙيءَ طرح چاهي تقسيم ڪري، جنهن کي جيڪو چاهي ڏئي. نبين سڳورن ۾ اهي سڀ صورتون لڌيون وڃن ٿيون. حضرت لوط ۽ حضرت شعيب عليهما السلام جون صرف ڌيئرون هيون، ڪو پٽ نه هو. حضرت ابراهيم عليه السلام کي صرف فرزند هئا ڪا نياڻي نه هئي. محبوب سيد الانبياء صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن کي الله تعالىٰ چار فرزند عطا فرمايا ۽ چار صاحبزاديون ۽ حضرت يحيى ۽ حضرت عيسىٰ عليهما السلام جي ڪا اولاد ئي نه ٿي.

[130] يعني واسطي کان سواءِ ان جي دل ۾ القاء فرمائي ڪري ۽ الهام ڪري ننڊ ۾ يا ننڊ ۾. هن ۾ وحي جو وصول سمع جي واسطي کان سواءِ آهي ۽ آيت ۾ اِلَّا وَحْيًا مان اهوئي مراد آهي. هن ۾ اهو قيد نه آهي ته ان حال ۾ سامع متڪلم کي ڏسندو هجي يا نه ڏسندو هجي. مجاهد کان منقول آهي ته الله تعالىٰ حضرت داؤد عليه السلام جي سيني مبارڪ ۾ زبور جي وحي فرمائي ۽ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن کي معراج ۾ اهڙيءَ طرح وحي فرمايائين، جنهن جو فَاَوْحٰۤى اِلٰى عَبْدِهٖ مَاۤ اَوْحٰى ۾ بيان آهي. اهي سڀ انهيءَ قسم ۾ داخل آهن. نبين سڳورن جا خواب حق ٿين ٿا، جيئن حديث پاڪ ۾ وارد آهي ته نبين سڳورن جا خواب وحي آهن (تفسير ابوالسعود، ڪبير، مدارڪ ۽ زرقاني على المواهب وغيره).

ع ٥ ١٠ ٦

[131] يعني رسول پردي جي پويان ان جي ڪلام ڪان، هن وحي جي طريقي ۾ ڪو واسطو نه آهي، مگر سامع کي ان حال ۾ متڪلم جو ديدار نه ٿو ٿئي. حضرت موسىٰ عليه السلام اهڙي نموني جي ڪلام سان مشرف فرمايو ويو. شان نزول: يهودين حضور پرنور محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن کي چيو هو ته جيڪڏهن توهان نبي آهيو ته پوءِ الله تعالىٰ کي ان سان ڪلام ڪرڻ وقت يون ٿا ڏسو، جيئن حضرت موسىٰ عليه السلام ڏسندو هو. محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن جواب ڏنو ته حضرت موسىٰ عليه السلام نه ڏسندو هو ۽ الله تعالىٰ هيءَ آيت نازل فرمائي. مسئلو:- الله تعالىٰ ان کان پاڪ آهي ته ان جي لاءِ اهڙو پردو هجي، جهڙو جسمانيات جي لاءِ ٿئي ٿو، ان پردي مان مراد سامع جو دنيا ۾ ديدار کان محجوب ٿيڻ آهي. [132] هن وحي جي طريقي ۾ رسولن جي طرف ملائڪ جي وساطت آهي. [133] اي محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم! [134] يعني قرآن پاڪ، جيڪو دلين ۾ زندگي پيدا ڪري ٿو. [135] يعني قرآن شريف کي. [136] يعني دين اسلام. [137] جيڪا الله تعالىٰ پنهنجي ٻانهن لاءِ مقرر فرمائي.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

الله نهايت مهربان رحم واري جي نالي سان شروع وا

حٰمٓ ① وَالۡكِتٰبِ الۡمُبِيۡنِ ② اِنَّا جَعَلۡنٰهُ قُرۡءٰنًا عَرَبِيًّا لَّعَلَّكُمۡ

روشن ڪتاب جو قسم وٽ اسان ان کي عربي قرآن ڪري لاٿو جو من توهان سمجهو وٽ

تَعۡقِلُوۡنَ ③ وَاِنَّهٗ فِيۡۤ اُمِّ الۡكِتٰبِ لَدَيۡنَا لَعَلِيٌّ حَكِيۡمٌ ④ اَفَنَضۡرِبُ

۽ بيشڪ اهو اصل ڪتاب ۾ وڪ اسان وٽ يقينا بلندي ۽ حڪمت وارو آهي. پوءِ ڇا اسان توهان کان

عَنۡكُمُ الذِّكۡرَ صَفۡحًا اَنۡ كُنۡتُمۡ قَوۡمًا مُّسۡرِفِيۡنَ ⑤ وَكَمۡ اَرۡسَلۡنَا مِنۡ

ذڪر جو پاسو ڦيرائي ڇڏيون هن ڪري جو توهان ما ٺهو حد لنگهندڙ آهيو وه ۽ ان کان اڳ اسان گهڻائي نبي (غيب جون خبرون ڏيندڙ)

نَّبِيٍّ فِي الۡاَوَّلِيۡنَ ⑥ وَمَا يَاۡتِيۡهِمۡ مِّنۡ نَّبِيٍّ اِلَّا كَانُوۡا بِهٖ يَسۡتَهۡزِءُوۡنَ ⑦

اڳين ۾ موڪليا. ۽ انهن وٽ ڪو به نبي نه آيو مگر ان سان ٺٺوليون ڪندا هئا

فَاَهۡلَكۡنَاۤ اَشَدَّ مِنۡهُمۡ بَطۡشًا وَّمَضٰى مَثَلُ الۡاَوَّلِيۡنَ ⑧ وَلَئِنۡ

وڌ پوءِ اسان هلاڪ ڪري ڇڏيا اهي جيڪي انهن کان به سخت هئا پڪڙ ۾ وڌ اڳين جو حال گذري چڪو آهي

سَاَلۡتَهُمۡ مَّنۡ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضَ لَيَقُوۡلُنَّ خَلَقَهُنَّ الۡعَزِيۡزُ

۽ جيڪڏهن تون انهن کان پڇين وٺ ته آسمان ۽ زمين ڪنهن ناهيا ته ضرور چوندا انهن کي ناهيو اُن عزت واري

الۡعَلِيۡمُ ⑨ الَّذِيۡ جَعَلَ لَكُمُ الۡاَرۡضَ مَهۡدًا وَّجَعَلَ لَكُمۡ فِيۡهَا

علم واري. وڤ اهو جنهن اوهان جي واسطي زمين کي فرش بنايو ۽ توهان جي واسطي اُن ۾

سُبُلًا لَّعَلَّكُمۡ تَهۡتَدُوۡنَ ⑩ وَالَّذِيۡ نَزَّلَ مِنَ السَّمَآءِ مَآءًۢ

رستا ڪيا ته من توهان واٽ لهو ول. ۽ اهو جنهن آسمان کان پاڻي لاٿو هڪ اندازي سان

بِقَدَرٍ ۚ فَاَنۡشَرۡنَا بِهٖ بَلۡدَةً مَّيۡتًا ۚ كَذٰلِكَ تُخۡرَجُوۡنَ ⑪ وَالَّذِيۡ

وا١ پوءِ اسان ان سان هڪ غير آباد شهر زنده فرمايو اهڙي طرح توهان کي ڪڍيو ويندو. وا٢ ۽ جنهن

خَلَقَ الۡاَزۡوَاجَ كُلَّهَا وَجَعَلَ لَكُمۡ مِّنَ الۡفُلۡكِ وَالۡاَنۡعَامِ مَا

جوڙا ناهيا وا٣ ۽ توهان جي واسطي ٻيڙا ۽ چوپايا ناهيائين سواريون

تَرۡكَبُوۡنَ ⑫ لِتَسۡتَوٗا عَلٰى ظُهُوۡرِهٖ ثُمَّ تَذۡكُرُوۡا نِعۡمَةَ رَبِّكُمۡ اِذَا

جيئن توهان انهن جي پٺين تي سنئين طرح ويهو وا٤ پوءِ پنهنجي رب جي نعمت ياد ڪريو جڏهن



مع ١١

وا سُورة زخرف مڪي آهي هن ۾ ست رڪوع، اٺانوي آيتون ۽ ٽي هزار چار سو حرف آهن. وا٢ يعني قرآن پاڪ جو ۽ جنهن هدايت ۽ گمراهي جون واٽون جدا جدا ۽ واضح ڪري ڇڏيون ۽ امت جي سڀني شرعي ضرورتن کي بيان فرمائي ڇڏيو. وا٣ ان جي معنائن ۽ حڪمن کي. وا٤ اصل ڪتاب مان مُراد لوح محفوظ آهي، قرآن ڪريم ان ۾ تحرير تيل آهي. وا٥ يعني توهان جي ڪفر ۾ حد کان وڌڻ جي سبب کان ڇا اسان توهان کي سست ڇڏي ڏيون ۽ توهان جي طرف کان قرآن جي وحي جو رُخ ڦيرائي ڇڏيون ۽ توهان کي امر ۽ نهي ڪجهه نه ڪن. معنيٰ هي آهي ته اسان ايئن نه ڪنداسين. حضرت قتاده فرمايو ته خدا جو قسم جيڪڏهن هي قرآن شريف مٿي کنيو وڃي ها ان وقت جڏهن هن امت جي اڳين ماڻهن ان کان منهن موڙيو هو ته پوءِ اُهي سڀ هلاڪ ٿي وڃن ها، پر اُن پنهنجي رحمت ۽ ڪرم سان هن قرآن جو نزول جاري رکيو. وا٦ جيئن توهان جي قوم جا ماڻهو ڪن ٿا. ڪافرن جو پراڻي وقت کان اهو معمول هلندو آيو آهي وا٧ ۽ هر قسم جي زور ۽ قوت رکندا هئا توهان جي امت جا ماڻهو. جيڪي اڳين ڪافرن جي چال هلن ٿا انهن کي ڊڄڻ گهرجي ته ڪٿي انهن جو به اهوئي انجام نه ٿئي، جيڪو انهن جو ٿيو، جو ذلت ۽ خواري جي سزائن سان هلاڪ ڪيا ويا. وا٨ يعني مُشرڪن کان. وا٩ يعني اقرار ڪندا ته آسمان ۽ زمين کي الله تعالى بنايو ۽ هي به اقرار ڪندا ته اهو عزت ۽ علم وارو آهي. ان اقرار جي باوجود قيامت جو انڪار ڪيڏي نه انتها درجي جي جهالت آهي. هن کان پوءِ الله تعالى پنهنجي قدرت جي اظهار جي لاءِ پنهنجين ڪاريگرين جو ذڪر فرمائي ٿو ۽ پنهنجن وصفن ۽ شان جو اظهار ڪري ٿو. وا١٠ سفرن ۾ پنهنجن منزلن ۽ مقصدن جي طرف. وا١١ توهان جي حاجتن جيترو، نه ايترو گهٽ، جو ان سان توهان جون حاجتون پوريون نه ٿين، نه ايترو وڌيڪ جو نوح عليه السلام جي قوم وانگر توهان کي هلاڪ ڪري ڇڏي. وا١٢ پنهنجين قبرن مان زنده ڪري. وا١٣ يعني سمورا اصناف ۽ انواع. چيو ويو آهي ته الله تعالى فرد آهي، ضد، ند ۽ زوجيت کان منزه ۽ پاڪ آهي، ان کان سواءِ خلق ۾ جيڪو آهي، زوج آهي. وا١٤ زمين ۽ درياءَ جي سفرن ۾.

اسْتَوَيْتُمْ عَلَيْهِ وَتَقُولُوا سُبْحٰنَ الَّذِىْ سَخَّرَ لَنَا هٰذَا وَمَا

ان تي ٺيڪ طرح ويهي وڃو ۽ هن طرح چئو پاڪائي آهي ان جي جنهن هن سواريءَ کي اسان جي قابو ڪري ڏنو ۽

كُنَّا لَهٗ مُقْرِنِيْنَ ﴿١٣﴾ وَاِنَّآ اِلٰى رَبِّنَا لَمُنْقَلِبُوْنَ ﴿١٤﴾ وَجَعَلُوْا لَهٗ مِنْ

اسان ان کي قابو ڪري سگهڻ وارا نه هئاسين ۽ بيشڪ اسان کي پنهنجي رب جي طرف موٽڻو آهي ۽ ان جي لاءِ سندس ٻانهن مان حصو ٺهرايائون

عِبَادِهٖ جُزْءًا ؕ اِنَّ الْاِنْسَانَ لَكَفُوْرٌ مُّبِيْنٌ ﴿١٥﴾ؕ اَمِ اتَّخَذَ مِمَّا

١٦ بيشڪ انسان کليو ناشڪر آهي. ١٨ ڇا ان پنهنجي واسطي پنهنجي مخلوق مان ڌيئرون

يَخْلُقُ بَنٰتٍ وَّاَصْفٰكُمْ بِالْبَنِيْنَ ﴿١٦﴾ وَاِذَا بُشِّرَ اَحَدُهُمْ بِمَا ضَرَبَ

چونڊيون ۽ توهان کي پٽن سان خاص ڪيائين ١٩ ۽ جڏهن انهن مان ڪنهن کي خوشخبري ڏني وڃي ان شيءِ جي جيڪا وصف

لِلرَّحْمٰنِ مَثَلًا ظَلَّ وَجْهُهٗ مُسْوَدًّا وَّهُوَ كَظِيْمٌ ﴿١٧﴾ اَوَمَنْ يُّنَشَّؤُا

رحمٰن جي واسطي ٻڌائي چڪو آهي ٢١ ته سڄو ڏينهن ان جو منهن ڪارو رهي ۽ غم کائيندو رهي ٢٢ ۽ ڇا جيڪو ٢٣ زيورن

فِى الْحِلْيَةِ وَهُوَ فِى الْخِصَامِ غَيْرُ مُبِيْنٍ ﴿١٨﴾ وَجَعَلُوا الْمَلٰٓئِكَةَ

۾ پلجي وڌو ٿئي ٢٤ ۽ بحث ۾ صاف ڳالهائي نه سگهي. ٢٥ ۽ انهن ملائڪن کي جيڪي رحمٰن جا

الَّذِيْنَ هُمْ عِبٰدُ الرَّحْمٰنِ اِنَاثًا ؕ اَشَهِدُوْا خَلْقَهُمْ ؕ سَتُكْتَبُ

ٻانها آهن عورتون ٺهرايو ٢٦ ڇا انهن جي پيدا ڪرڻ وقت اهي حاضر هئا. ٢٧ هاڻي لکي وينديون

شَهَادَتُهُمْ وَيُسْئَلُوْنَ ﴿١٩﴾ وَقَالُوْا لَوْ شَآءَ الرَّحْمٰنُ مَا عَبَدْنٰهُمْ ؕ مَا لَهُمْ

انهن جي شاهديون ٢٨ ۽ انهن کان جواب ورتو ويندو ٢٩ ۽ چوڻ لڳا جيڪڏهن رحمٰن چاهي ها ته اسان انهن کي نه پوڄيون ها ٣٠

بِذٰلِكَ مِنْ عِلْمٍ ۗ اِنْ هُمْ اِلَّا يَخْرُصُوْنَ ﴿٢٠﴾ؕ اَمْ اٰتَيْنٰهُمْ كِتٰبًا مِّنْ

انهن کي ان جي حقيقت ڪجهه به معلوم نه آهي ٣١ اهي ايئن انڪلون هلائيندا آهن ٣٢ يا ان کان اڳ ۾ اسان انهن کي

قَبْلِهٖ فَهُمْ بِهٖ مُسْتَمْسِكُوْنَ ﴿٢١﴾ بَلْ قَالُوْٓا اِنَّا وَجَدْنَآ اٰبَآءَنَا عَلٰٓى

ڪو ڪتاب ڏنو آهي جنهن کي اهي جنبڙيو بيٺا آهن ٣٣ بلڪ چيائون اسان پنهنجي پيءُ ڏاڏن کي هڪ دين

اُمَّةٍ وَّاِنَّا عَلٰٓى اٰثٰرِهِمْ مُّهْتَدُوْنَ ﴿٢٢﴾ وَكَذٰلِكَ مَآ اَرْسَلْنَا مِنْ

تي لڌو ۽ اسان انهن جي نشانن تي هلي رهيا آهيون. ٣٤ ۽ ايئن ئي اسان تو کان اڳ جڏهن ڪنهن

قَبْلِكَ فِىْ قَرْيَةٍ مِّنْ نَّذِيْرٍ اِلَّا قَالَ مُتْرَفُوْهَآ ۙ اِنَّا وَجَدْنَآ

شهر ۾ ڪو ڊيڄاريندڙ موڪليو ته اتي جي شاهوڪارن به اهو چيو ته اسان پنهنجن ابن ڏاڏن کي هڪ دين تي



ف ١٥ آخر ڪار. مسلم شريف جي حديث ۾ آهي ته محبوب سيد عالم صلى الله تعالى عليه واله وسلم جن جڏهن سفر ۾ تشريف وٺي ويندا هئا تڏهن پنهنجي ڏاچيءَ تي سوار ٿيڻ جي وقت ٽي ڀيرا الحمد لله پڙهندا هئا پوءِ سبحان الله ۽ الله اكبر اهي سڀ ٽي ٽي ڀيرا. پوءِ هيءَ آيت پڙهندا هئا سُبْحٰنَ الَّذِىْ سَخَّرَ لَنَا هٰذَا وَمَا كُنَّا لَهٗ مُقْرِنِيْنَ ۝ وَاِنَّآ اِلٰى رَبِّنَا لَمُنْقَلِبُوْنَ ۽ هن کان پوءِ ٻيون دعائون پڙهندا هئا ۽ جڏهن محبوب سيد عالم صلى الله تعالى عليه واله وسلم جن ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿيندا هئا ته فرمائيندا هئا بِسْمِ اللّٰهِ مَجْرٖهَا وَمُرْسٰهَا ؕ اِنَّ رَبِّىْ لَغَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ. ف ١٦ يعني ڪافرن هن اقرار جي باوجود ته الله تعالى آسمانن ۽ زمين جو خالق آهي، هي ظلم ڪيو جو ملائڪن کي الله تعالى جون ڌيئرون ٻڌايائون ۽ صاحب اولاد جو جز ٺهرايائون. ظالمن الله تعالى جي لاءِ جزو قرار ڏنو ۽ ڪهڙو عظيم جرم آهي. ف ١٧ جيڪو اهڙين ڳالهين جو قائل آهي. ف ١٨ ان جو ڪفر ظاهر آهي. ف ١٩ گهٽ پنهنجي لاءِ ۽ وڌيڪ توهان جي لاءِ، عيڊا جاهل آهيو ڇا بڪو ٿا. ف ٢٠ يعني ڌيءُ جي ته تنهنجي گهر ۾ ڌيءُ پيدا ٿي آهي. ف ٢١ معاذ الله اهو ڌيءُ وارو آهي. ف ٢٢ ۽ ڌيءُ جو هجڻ ايتري قدر ناپسند سمجهي، ان جي باوجود خدا پاڪ جي لاءِ ڌيئرون ٻڌائي. (تعالى الله عن ذالك). ف ٢٣ ڪافر حضرت رحمٰن جي لاءِ اولاد جي قسم مان تجويز ڪن ٿا. ف ٢٤ يعني زيورن جي زيب ۽ زينت ۾ ناز ۽ نزاڪت مان پرورش پائي. فائدو:- هن مان معلوم ٿيو ته زيورن سان سينگار نقصان جو دليل آهي ته پوءِ مردن کي ان کان پاسو ڪرڻ جڳائي، پرهيزگاريءَ سان پنهنجو سينگار ڪن. هاڻي اڳتي آيت ۾ جيڪي ڌيءُ جي هڪ ٻي ڪمزوريءَ جو اظهار فرمايو وڃي ٿو. ف ٢٥ يعني پنهنجي ضعيف حال ۽ عقل جي قلت جي سبب ڪان. حضرت قتاده رضي الله تعالى عنه فرمايو ته عورت جڏهن گفتگو ڪري ٿي ۽ پنهنجي تائيد ۾ ڪو دليل پيش ڪرڻ چاهي ٿي ته اڪثر ڪري ايئن ٿئي ٿو ته اها پنهنجي خلاف دليل پيش ڪري ڇڏي ٿي. ف ٢٦ حاصل مطلب هي آهي ته ملائڪن کي خدا جي ڌيئرون ٻڌائڻ ۾ ٻي دينن تي ڪفر ڪيا. هڪ ته الله تعالى جي طرف اولاد جي نسبت. ٻيو ان ذليل شيءِ جو ان جي طرف منسوب ڪرڻ، جنهن کي اهي پاڻ تمام حقير سمجهن ٿا ۽ پنهنجي لاءِ پسند نه ٿا ڪن. ٽيون ملائڪن جي توهين، انهن کي ڌيئرون ٻڌائڻ (مدارڪ). هاڻي ان جو رد فرمايو وڃي ٿو. ف ٢٧ ملائڪن جو مذڪر يا مؤنث هجڻ اهڙي شيءِ ته آهي نه، جنهن تي ڪو عقلي دليل قائم ٿي سگهي ۽ انهن وٽ ڪا خبر آئي نه ته پوءِ جيڪي ڪافر انهن کي مؤنث قرار ڏين ٿا انهن جي علم جو ذريعو ڇا آهي، ڇا انهن جي پيدائش جي وقت موجود هئا ۽ انهن مشاهدو ڪري ورتو آهي. جڏهن اهو به نه آهي ته پوءِ صرف جاهلانه گمراهي جي ڳالهه آهي. ف ٢٨ يعني ڪافرن جو ملائڪن جي مؤنث هجڻ تي شاهدي ڏيڻ لکيو ويندو. ف ٢٩ آخرت ۾ ۽ ان تي سزا ڏني ويندي. محبوب سيد عالم صلى الله تعالى عليه واله وسلم جن ڪافرن کان دريافت فرمايو ته توهان ملائڪن کي خدا جون ڌيئرون ڪهڙيءَ طرح چئو ٿا. توهان جي علم جو ذريعو ڇا آهي؟ انهن چيو اسان پنهنجي ابن ڏاڏن کان ٻڌو آهي ۽ اسان شاهدي ڏيون ٿا ته اهي سچا هئا، ان شاهديءَ کي الله تعالى فرمايو ته لکي ويندي ۽ ان تي جواب طلب ٿيندو. ف ٣٠ يعني ملائڪن کي. مطلب هي هو ته جيڪڏهن ملائڪن جي پوڄا ڪرڻ سان الله تعالى راضي نه ٿئي ها ته اسان تي عذاب نازل ڪري ها ۽ جڏهن عذاب نه آيو تڏهن پوءِ اسان سمجهون ٿا ته اهو ئي چاهي ٿو. هيءَ انهن اهڙي باطل ڳالهه چئي، جنهن سان لازم اچي ته سمورا ڏوهه جيڪي دنيا ۾ ٿين ٿا، تن کان خدا راضي آهي. الله تعالى انهن جي تڪذيب فرمائي ٿو. ف ٣١ اهي رضاءِ الاهي جي ڄاڻڻ وارا ئي نه آهن. ف ٣٢ ڪوڙ ڳالهائين ٿا. ف ٣٣ ۽ ان ۾ غير خدا جي پوڄا جي اجازت آهي، ايئن نه آهي، اهو باطل آهي ۽ ان کان سواءِ به انهن وٽ ڪا حجت نه آهي. ف ٣٤ اکيون بند ڪري، سوچ ۽ سمجهه کان سواءِ انهن جي تابعداري ڪن ٿا ۽ اهي مخلوق پرستي ڪندا هئا. مطلب هي آهي ته ان جو ڪو دليل ان کان سواءِ نه آهي ته هي ڪم اهي ابن ڏاڏن جي پيروي ۾ ڪن ٿا. الله تعالى فرمائي ٿو ته انهن کان اڳيان به ايئن ئي چوندا رهندا هئا.

اٰبَآءَنَا عَلٰٓى اُمَّةٍ وَّاِنَّا عَلٰٓى اٰثٰرِهِمْ مُّقْتَدُوْنَ ﴿٢٣﴾ قٰلَ اَوَلَوْ جِئْتُكُمْ

۽ اسان انهن جي نشانن تي هلي رهيا آهيون. ف٣٥ نبي فرمايو ڇا جڏهن ته مان توهان وٽ ڏنو

بِاَهْدٰى مِمَّا وَجَدْتُّمْ عَلَيْهِ اٰبَآءَكُمْ ۭ قَالُوْٓا اِنَّا بِمَآ اُرْسِلْتُمْ بِهٖ

اها شيءِ ف٣٦ آڻيان جيڪا وڌيڪ سڌي هجي ان کان ف٣٧ جنهن تي توهان جا پيءُ ڏاڏا هئا چيائون جو ڪجهه تون ۽ ٻيا ڪري آيا هي موڪليو ويو آهي

كٰفِرُوْنَ ﴿٢٤﴾ فَانْتَقَمْنَا مِنْهُمْ فَانْظُرْ كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الْمُكَذِّبِيْنَ ﴿٢٥﴾

اسان ان کي نٿا مڃيون. ف٣٨ پوءِ انهن کان بدلو ورتوسون ف٣٩ پوءِ ڏس ڪوڙو چوندڙن جو ڇا حشر ٿيو.

وَاِذْ قَالَ اِبْرٰهِيْمُ لِاَبِيْهِ وَقَوْمِهٖٓ اِنَّنِيْ بَرَآءٌ مِّمَّا تَعْبُدُوْنَ ﴿٢٦﴾ اِلَّا

۽ جڏهن ابراهيم پنهنجي پيءُ ۽ پنهنجي قوم کي فرمايو ته مان بيزار آهيان توهان جي معبودن کان. سواءِ ان جي جنهن

الَّذِيْ فَطَرَنِيْ فَاِنَّهٗ سَيَهْدِيْنِ ﴿٢٧﴾ وَجَعَلَهَا كَلِمَةًۢ بَاقِيَةً فِيْ

مون کي پيدا ڪيو جو يقيناً اهو تمام جلدي مون کي واٽ ڏيندو ۽ ان کي ف٤٠ پنهنجي نسل ۾ باقي (رهندڙ) ڪلام ڪيائين ف٤١

عَقِبِهٖ لَعَلَّهُمْ يَرْجِعُوْنَ ﴿٢٨﴾ بَلْ مَتَّعْتُ هٰٓؤُلَآءِ وَاٰبَآءَهُمْ حَتّٰى

جو من اهي مڙن ۽ وڃن ف٤٢ بلڪ مون انهن ف٤٣ ۽ انهن جي پيءُ ڏاڏن کي دنيا جا فائدا ڏنا ف٤٤ ايستائين جو

جَآءَهُمُ الْحَقُّ وَرَسُوْلٌ مُّبِيْنٌ ﴿٢٩﴾ وَلَمَّا جَآءَهُمُ الْحَقُّ قَالُوْا هٰذَا

انهن وٽ حق ف٤٥ ۽ صاف ٻڌائيندڙ رسول تشريف وٺي آيو ف٤٦ ۽ جڏهن انهن وٽ حق آيو ته چيائون

سِحْرٌ وَّاِنَّا بِهٖ كٰفِرُوْنَ ﴿٣٠﴾ وَقَالُوْا لَوْلَا نُزِّلَ هٰذَا الْقُرْاٰنُ عَلٰى رَجُلٍ

هي جادو آهي ۽ اسان ان کي نٿا مڃيون. ۽ چون ٿا ڇو نه لاٿو ويو هي قرآن انهن ٻن شهرن ف٤٧ جي

مِّنَ الْقَرْيَتَيْنِ عَظِيْمٍ ﴿٣١﴾ اَهُمْ يَقْسِمُوْنَ رَحْمَتَ رَبِّكَ ۭ نَحْنُ قَسَمْنَا

ڪنهن وڏي ماڻهوءَ تي. ف٤٨ ڇا تنهنجي رب جي رحمت اهي ورهائن ٿا ف٤٩ اسان ئي ته انهن ۾ سندن جياپي جو

بَيْنَهُمْ مَّعِيْشَتَهُمْ فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا وَرَفَعْنَا بَعْضَهُمْ فَوْقَ بَعْضٍ

سامان دنيا جي زندگي ۾ ورهايو ف٥٠ ۽ انهن مان هڪڙن کي ٻين تي ڪيئي درجا بلندي ڏني ف٥١

دَرَجٰتٍ لِّيَتَّخِذَ بَعْضُهُمْ بَعْضًا سُخْرِيًّا ۭ وَرَحْمَتُ رَبِّكَ خَيْرٌ مِّمَّا

جو هڪڙا انهن مان ٻين تي ٺٺولي ڪن ف٥٢ ۽ تنهنجي رب جي رحمت ف٥٣ انهن جي گڏ ڪيل کان

يَجْمَعُوْنَ ﴿٣٢﴾ وَلَوْلَآ اَنْ يَّكُوْنَ النَّاسُ اُمَّةً وَّاحِدَةً لَّجَعَلْنَا لِمَنْ

بهتر آهي ف٥٤. ۽ جيڪڏهن هيءَ نه هجي ها جو سمورا ماڻهو هڪ دين تي ٿي وڃن ف٥٥ ته ضرور اسان رحمان



ف٣٥ هن مان معلوم ٿيو ته اندو ٿي ڪري ابن ڏاڏن جي پيروي ڪرڻ ڪافرن جو قديمي مرض آهي ۽ انهن کي ايترو سمجهه نه آهي جو ڪنهن جي پيروي ڪرڻ جي لاءِ هي ڏسڻ ضروري آهي ته اهو سڌي رستي تي هجي. اهڙيءَ طرح. ف٣٦ دين حق. ف٣٧ يعني ان دين کان. ف٣٨ جيتوڻيڪ توهان جو دين حق ۽ صواب هجي، مگر اسان پنهنجن ابن ڏاڏن جو دين ڇڏڻ وارا نه آهيون، ڀلي اهو ڪهڙو به هجي. ان تي الله تعالىٰ ارشاد فرمائي ٿو. ف٣٩ يعني رسولن جي نه مڃڻ وارن ۽ انهن کي ڪوڙو چوڻ وارن کان. ف٤٠ يعني حضرت ابراهيم عليه السلام پنهنجي ان توحيدي



ڪلمي کي، جيڪو فرمايو هو ته مان بيزار آهيان توهان جي معبودن کان سواءِ ان جي جنهن مون کي پيدا ڪيو. ف٤١ ته سندن اولاد ۾ موحد ۽ توحيد جي طرف سڏيندڙ سدائين رهندا. ف٤٢ شرڪ کان ۽ اهي سچو دين قبول ڪن. هتي حضرت ابراهيم عليه السلام جي ذڪر فرمائڻ ۾ تنبيهه آهي ته اي مڪي وارو! جيڪڏهن توهان کي پنهنجن ابن ڏاڏن جي تابعداري ڪرڻي ئي آهي ته پوءِ توهان جي ابن ڏاڏن ۾ جيڪو سڀني کان بهتر آهي حضرت ابراهيم عليه السلام، تنهن جي تابعداري ڪريو ۽ شرڪ ڇڏي ڏيو ۽ هي به ڏسو ته ان پنهنجي پيءُ ۽ پنهنجي قوم کي صحيح رستي تي نه ڏٺو ته انهن کان بيزاريءَ جو اعلان فرمائي ڇڏيائين. ان مان معلوم ٿيو ته جيڪي ابا ڏاڏا سڌي واٽ تي هجن، سچو دين رکندا هجن، تن جي تابعداري ڪئي وڃي ۽ جيڪي باطل تي هجن، گمراهي ۾ هجن ته، تن جي طريقي کان بيزاريءَ جو اعلان ڪيو وڃي. ف٤٣ يعني مڪي جي ڪافرن کي. ف٤٤ ڊگهيون عمريون عطا فرمايم ۽ انهن جي ڪفر جي ڪري انهن تي عذاب نازل ڪرڻ ۾ جلدي نه ڪيم. ف٤٥ يعني قرآن شريف. ف٤٦ يعني محبوب سيد الانبياء صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن روشن ترين آيتن ۽ معجزن سان رونق افروز ٿيا ۽ ٻيان شرعي احڪام واضح طور تي بيان فرمايائون ۽ اسان جي ان انعام جو حق هي هو ته ان مڪرم معظم محبوب رسول صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي اطاعت ڪن ها، پر ائين انهن نه ڪيو. ف٤٧ مڪه مڪرمه ۽ طائف. ف٤٨ جيڪو ڪثير المال جٿي وارو هجي، جيئن مڪه مڪرمه ۾ وليد بن مغيره ۽ طائف ۾ عروه بن مسعود ثقفي. الله تعالىٰ انهن جي ان ڳالهه جو رد فرمائي ٿو. ف٤٩ يعني ڇا نبوت جون ڪنجيون انهن جي هٿ ۾ آهن، جو جنهن کي گهرن، ڏيئي ڇڏين، ڪيتري قدر جاهلانه ڳالهه چون ٿا. ف٥٠ پوءِ ڪنهن کي شاهوڪار ڪيم، ڪنهن کي فقير، ڪنهن کي مضبوط، ڪنهن کي ڪمزور. مخلوق ۾ ڪو اسان جي حڪم کي تبديل ڪرڻ ۽ اسان جي تقدير کان ٻاهر نڪرڻ جي قدرت نه ٿو رکي. پوءِ جڏهن دنيا جهڙيءَ قليل شيءِ ۾ ڪنهن کي اعتراض جي مجال نه آهي ته پوءِ نبوت

جهڙي عالي منصب ۾ ڪنهن کي دم هڻڻ جو موقعو آهي. اسان جنهن کي چاهيون ٿا، غني ڪريون ٿا، جنهن کي چاهيون ٿا، مخدوم بڻايون ٿا، جنهن کي چاهيون ٿا نبي بڻايون ٿا، جنهن کي چاهيون ٿا امتي بڻايون ٿا. ڇا امير ڪو پنهنجي قابليت سان اميرٿي وڃي ٿو. اسان جي عطا آهي، جنهن کي جيڪو چاهيون، ڪريون. ف٥١ قوت ۽ دولت ۽ دنيوي نعمتن ۾. ف٥٢ يعني مالدار فقير سان مسخري ڪري، اهو قرطبيءَ جي تفسير جي مطابق آهي ۽ ٻين مفسرن سُخْرِيًّا مسخري ڪرڻ جي معنىٰ ۾ نه ورتو آهي، بلڪ عملن ۽ شغلن جي مسخر ڪرڻ جي معنىٰ ۾ ورتو آهي. ان صورت ۾ معنىٰ هيءَ ٿيندي ته اسان دولت ۽ مال ۾ ماڻهن کي مخالف ڪيو، ان لاءِ ته جيئن هڪ ٻئي کان مال جي ذريعي خدمت وٺي ۽ دنيا جو نظام مضبوط ٿئي. غريب کي زندگي گذارڻ جو ذريعو هٿ اچي ۽ مالدار کي ڪم ڪرڻ وارا ٻهچن ته پوءِ ان تي ڪير اعتراض ڪري سگهي ٿو ته فلاڻي کي شاهوڪار ڪيائين ۽ فلاڻي کي مسڪين ۽ جڏهن دنيوي امور ۾ ڪو شخص دم نه ٿو هڻي سگهي ته پوءِ نبوت جهڙي عالي رتبي ۾ ڪنهن کي ڪهڙي ڳالهه جو تاب ۽ اعتراض جو حق. ان جي مرضي، جنهن کي چاهي، سرفراز فرمائي. ف٥٣ يعني جنت. ف٥٤ يعني ان مال کان بهتر آهي، جنهن کي دنيا ۾ ڪافر گڏ ڪري رکن ٿا. ف٥٥ يعني جيڪڏهن ان جو لحاظ نه هجي ها ته ڪافر کي عيش جي ڪشادگي ۾ ڏسي ڪري سڀ ماڻهو ڪافر ٿي ويندا.

يَّكْفُرُ بِالرَّحْمٰنِ لِبُيُوْتِهِمْ سُقُفًا مِّنْ فِضَّةٍ وَّمَعَارِجَ عَلَيْهَا يَظْهَرُوْنَ ﴿٣٣﴾

جي منڪرن جي واسطي چانديءَ جون ڇتيون ۽ ڏاڪڻيون ٺاهيون ها جن تي چڙهن ها.

وَلِبُيُوْتِهِمْ اَبْوَابًا وَّسُرُرًا عَلَيْهَا يَتَّكِـُٔوْنَ ﴿٣٤﴾ وَزُخْرُفًا ؕ وَاِنْ كُلُّ

۽ انهن جي گهرن جي واسطي چانديءَ جا در وازا ۽ چانديءَ جا تخت جن تي ٽيڪ لڳائن ها ۽ قسم قسم جو سينگار ۽ اهو

ذٰلِكَ لَمَّا مَتَاعُ الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا ؕ وَالْاٰخِرَةُ عِنْدَ رَبِّكَ لِلْمُتَّقِيْنَ ﴿٣٥﴾

سمورو دُنيا جي زندگيءَ جو ئي سامان آهي ۽ آخرت تنهنجي رب وٽ پرهيزگارن جي واسطي آهي. ٥٧

وَمَنْ يَّعْشُ عَنْ ذِكْرِ الرَّحْمٰنِ نُقَيِّضْ لَهٗ شَيْطٰنًا فَهُوَ لَهٗ قَرِيْنٌ ﴿٣٦﴾

جيڪو انڌو ٿئي رحمٰن جي ذڪر کان ٥٨ اسان ان تي هڪڙو شيطان مقرر ڪيون ٿا پوءِ اهو ان جو ساٿي رهي ٿو.

وَاِنَّهُمْ لَيَصُدُّوْنَهُمْ عَنِ السَّبِيْلِ وَيَحْسَبُوْنَ اَنَّهُمْ مُّهْتَدُوْنَ ﴿٣٧﴾ حَتّٰۤى

۽ بيشڪ اهي شيطان انهن کي ٥٩ راه کان روڪين ٿا ۽ ٦٠ سمجهن ٿا ته اهي واٽ تي آهن.

اِذَا جَآءَنَا قَالَ يٰلَيْتَ بَيْنِيْ وَبَيْنَكَ بُعْدَ الْمَشْرِقَيْنِ فَبِئْسَ

ايستائين جو جڏهن ٦١ ڪافر اسان وٽ ايندو پنهنجي شيطان کي چوندو هاءِ ڪنهن طرح مون ۾ ۽ تو ۾ اوڀر اولهه جو فاصلو هجي ها پوءِ ڪهڙو

الْقَرِيْنُ ﴿٣٨﴾ وَلَنْ يَّنْفَعَكُمُ الْيَوْمَ اِذْ ظَّلَمْتُمْ اَنَّكُمْ فِى الْعَذَابِ

نه برو ساٿي آهي. ۽ هرگز توهان جو ان ٦٢ سان ڀلو نه ٿيندو اڄ جڏهن ٦٣ توهان ظلم ڪيو جو توهان سڀ عذاب ۾

مُشْتَرِكُوْنَ ﴿٣٩﴾ اَفَاَنْتَ تُسْمِعُ الصُّمَّ اَوْ تَهْدِى الْعُمْىَ وَمَنْ كَانَ فِىْ

شريڪ آهيو. پوءِ ڇا تون ٻوڙن کي ٻڌائيندين ٦٤ يا انڌن کي واٽ ڏيکاريندين ٦٥ ۽ انهن کي جيڪي کليل

ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ ﴿٤٠﴾ فَاِمَّا نَذْهَبَنَّ بِكَ فَاِنَّا مِنْهُمْ مُّنْتَقِمُوْنَ ﴿٤١﴾ اَوْ نُرِيَنَّكَ

گمراهي ۾ آهن. ٦٦ پوءِ جيڪڏهن اسان توکي وٺي وڃون ٦٧ پوءِ به انهن کان ضرور بدلو وٺنداسين ٦٨ يا توکي ڏيکاريون

الَّذِىْ وَعَدْنٰهُمْ فَاِنَّا عَلَيْهِمْ مُّقْتَدِرُوْنَ ﴿٤٢﴾ فَاسْتَمْسِكْ

جيڪو ٦٩ جنهن جو اسان انهن سان واعدو ڪيو آهي پوءِ اسان کي انهن تي وڏي قدرت آهي. پوءِ مضبوطي سان

بِالَّذِىْۤ اُوْحِىَ اِلَيْكَ ۚ اِنَّكَ عَلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ﴿٤٣﴾ وَاِنَّهٗ لَذِكْرٌ لَّكَ

جهلي رهه ان کي جيڪو تنهنجي طرف وحي ڪيو ويو آهي بيشڪ تون سڌي واٽ تي آهين. ۽ بيشڪ اهو ٧٠ شرف آهي تنهنجي واسطي

وَلِقَوْمِكَ ۚ وَسَوْفَ تُسْـَٔلُوْنَ ﴿٤٤﴾ وَسْـَٔلْ مَنْ اَرْسَلْنَا مِنْ قَبْلِكَ

٧١ ۽ تنهنجي قوم جي واسطي ٧٢ ۽ عنقريب توهان کان پڇا ڪئي ويندي. ٧٣ ۽ انهن کان پڇ جن کي اسان توکان اڳ



٥٦ جو ته دنيا ۽ ان جي سامان جو اسان وٽ ڪو به قدر نه آهي، اهو جلدي زائل ٿيڻ وارو آهي. ٥٧ جن کي دُنيا جي گهرج نه آهي ترمذي جي حديث ۾ آهي ته جيڪڏهن الله تعالىٰ وٽ دُنيا مڇر جي پر جي برابر به قدر رکي ها ته ڪافر کي ان مان هڪ ڍُڪ پاڻي نه ڏي ها. (قال الترمذی حديث حسن غريب) ٻي حديث ۾ آهي ته محبوب سيدعالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن نيازمندن جي جماعت سان تشريف ٿي وٺي رهيا هئا ته رستي ۾ هڪ مئل ٻڪري ڏٺائون، فرمايائون ڏسو ته ان جي مالڪن ان کي تمام بي قدريءَ سان اڇلائي ڇڏيو آهي. الله تعالىٰ وٽ دنيا جو ايترو به قدر نه آهي، جيترو ٻڪري وارن وٽ ان مئل ٻڪري جو هجي. (اخرجه الترمذي وقال حديث حسن). ترمذي جي حديث ۾ آهي ته محبوب سيدعالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ته جڏهن الله تعالىٰ پنهنجي ڪنهن ٻانهي تي ڪرم فرمائي ٿو ته ان کي دُنيا کان ايئن بچائي ٿو، جيئن توهان پنهنجي بيمار کي پاڻيءَ کان بچايو. (قال حديث حسن غريب). دُنيا مؤمن جي لاءِ قيد خانو ۽ ڪافر جي لاءِ جنت آهي. (حديث). ٥٨ يعني قرآن پاڪ کان انڌو ٿئي وڃي، جو ان جي هدايتن کي نه ڏسي ۽ انهن مان فائدو حاصل نه ڪري. ٥٩ يعني انڌي ٿيڻ وارن کي. ٦٠ گمراهه هجڻ جي باوجود اهي انڌا ٿيڻ وارا. ٦١ قيامت جي ڏينهن. ٦٢ حسرت ۽ پشيماني. ٦٣ ظاهر ۽ ثابت ٿي ويو ته دُنيا ۾ شرڪ ڪري. ٦٤ جيڪي قبوليت جا ڪن نه ٿا رکن. ٦٥ جيڪي حق ڏسڻ جي اکين کان محروم آهن. ٦٦ جن جي نصيب ۾ ايمان نه آهي. ٦٧ يعني انهن کي عذاب ڪرڻ کان اڳ توهان کي وفات ڏيون.

٦٨ توهان کان پوءِ. ٦٩ توهان جي زندگي ۾ انهن تي پنهنجو اهو عذاب. ٧٠ اسان جو ڪتاب قرآن مجيد. ٧١ قرآن شريف. ٧٢ جو الله تعالىٰ توهان کي نبوت ۽ حڪمت عطا فرمائي. ٧٣ يعني امت جي لاءِ ته انهن کي ان سان هدايت فرمائي. ٧٤ قيامت جي ڏينهن ته توهان جو قرآن پاڪ جا حق ادا ڪيا، ان جي تعظيم ڪئي، ان نعمت جو شڪر بجا آندو

مِنْ رُّسُلِنَآ اَجَعَلْنَا مِنْ دُوْنِ الرَّحْمٰنِ اٰلِهَةً يُّعْبَدُوْنَ ﴿٤٥﴾ وَلَقَدْ

رسول ڪري موڪليو ڇا اسان رحمٰن کان سواءِ ڪي ٻيا خدا ٺاهيا آهن جن جي پوڄا ڪئي وڃي ف٧٥ ۽ بيشڪ اسان موسىٰ کي

اَرْسَلْنَا مُوْسٰى بِاٰيٰتِنَآ اِلٰى فِرْعَوْنَ وَمَلَا۟ئِهٖ فَقَالَ اِنِّيْ رَسُوْلُ رَبِّ

پنهنجي نشانين سان ڳڏ فرعون ۽ ان جي سردارن جي طرف موڪليو پوءِ ان فرمايو بيشڪ مان ان جو رسول آهيان جيڪو

الْعٰلَمِيْنَ ﴿٤٦﴾ فَلَمَّا جَآءَهُمْ بِاٰيٰتِنَآ اِذَا هُمْ مِّنْهَا يَضْحَكُوْنَ ﴿٤٧﴾ وَمَا نُرِيْهِمْ

سمورين جهانن جو مالڪ آهي پوءِ جڏهن اهو انهن وٽ اسان جون نشانيون کڻي آيو ف٧٦ تڏهن اهي انهن تي کلڻ لڳا ف٧٧ ۽ اسان انهن کي

مِّنْ اٰيَةٍ اِلَّا هِيَ اَكْبَرُ مِنْ اُخْتِهَا وَاَخَذْنٰهُمْ بِالْعَذَابِ لَعَلَّهُمْ

ڪا نشاني نه ڏيکاري مگر اها اڳين کان وڌي هئي ف٧٨ ۽ اسان انهن کي مصيبت ۾ گرفتار ڪيو جو اهي

يَرْجِعُوْنَ ﴿٤٨﴾ وَقَالُوْا يٰٓاَيُّهَ السّٰحِرُ ادْعُ لَنَا رَبَّكَ بِمَا عَهِدَ عِنْدَكَ

باز اچن ف٧٩ ۽ چوڻ لڳا ف٨٠ ته اي جادوگر ف٨١ اسان جي واسطي پنهنجي رب کان دعا گهران عهد جي سبب جيڪو ان جو تووٽ

اِنَّنَا لَمُهْتَدُوْنَ ﴿٤٩﴾ فَلَمَّا كَشَفْنَا عَنْهُمُ الْعَذَابَ اِذَا هُمْ يَنْكُثُوْنَ ﴿٥٠﴾

آهي ف٨٢ بيشڪ اسان هدايت تي ايندا اسي ف٨٣ پوءِ جڏهن اسان انهن کان مصيبت ٽاري تڏهن اهي واعدو ٽوڙي ويا. ف٨٤

وَنَادٰى فِرْعَوْنُ فِيْ قَوْمِهٖ قَالَ يٰقَوْمِ اَلَيْسَ لِيْ مُلْكُ مِصْرَ وَ

۽ فرعون پنهنجي قوم ۾ ف٨٥ پڪاريو ته اي منهنجي قوم ڇا منهنجي واسطي مصر جي بادشاهي آهي ۽ هي

هٰذِهِ الْاَنْهٰرُ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِيْ ۚ اَفَلَا تُبْصِرُوْنَ ﴿٥١﴾ اَمْ اَنَا خَيْرٌ مِّنْ

نهرون جو منهنجي هيٺان وهن ٿيون ف٨٦ پوءِ ڇا توهان نه ٿا ڏسو ف٨٧ يا مان بهتر آهيان ف٨٨ هن کان

هٰذَا الَّذِيْ هُوَ مَهِيْنٌ ۙ وَّلَا يَكَادُ يُبِيْنُ ﴿٥٢﴾ فَلَوْلَآ اُلْقِيَ عَلَيْهِ

جو ذليل آهي ف٨٩ ۽ صاف ڳالهائي نه ٿو سگهي ف٩٠ پوءِ ان کي ڇو نه پارايا ويا سون ڪنگڻ

اَسْوِرَةٌ مِّنْ ذَهَبٍ اَوْ جَآءَ مَعَهُ الْمَلٰٓئِكَةُ مُقْتَرِنِيْنَ ﴿٥٣﴾ فَاسْتَخَفَّ

ف٩١ يا ان سان ڳڏ ملائڪ اچن ها جيڪي ان وٽ رهن ها ف٩٢ پوءِ ان پنهنجي قوم کي بيوقوف ڪري ورتو ف٩٣

قَوْمَهٗ فَاَطَاعُوْهُ ۚ اِنَّهُمْ كَانُوْا قَوْمًا فٰسِقِيْنَ ﴿٥٤﴾ فَلَمَّآ اٰسَفُوْنَا انْتَقَمْنَا

پوءِ اهي سندس چوڻ تي هليا ف٩٤ بيشڪ اهي بي فرمان ماڻهو هئا پوءِ جڏهن انهن اهو ڪيو جنهن تي اسان جو ڏمر

مِنْهُمْ فَاَغْرَقْنٰهُمْ اَجْمَعِيْنَ ﴿٥٥﴾ فَجَعَلْنٰهُمْ سَلَفًا وَّمَثَلًا لِّلْاٰخِرِيْنَ ﴿٥٦﴾

متن ٿيو اسان انهن کان بدلو ورتو پوءِ اسان انهن سڀني کي ٻوڙي ڇڏيو پوءِ اسان انهن کي ڪري ڇڏيو گذريل افسانو ۽ مثال پوين جي واسطي ف٩٥

ع ١٠ ١٠

ف٧٥ رسولن کان سوال ڪرڻ جي معنىٰ هيءَ آهي ته انهن جي دينن ۽ ملتن کي ڳوليو، ڪٿي به ڪنهن نبيءَ جي اُمت ۾ بُت پرستي جائز نه ڪئي ويئي آهي ۽ گهڻن مفسرن ان جي معنىٰ هيءَ بيان ڪئي آهي ته ڪتابي مؤمنن کان معلوم ڪريو ته ڇا ڪڏهن ڪنهن نبي غيرالله جي عبادت جي اجازت ڏني ته جيئن مُشرڪن تي ثابت ٿي وڃي ته مخلوق پرستي نه ڪنهن رسول ٻڌائي، نه ڪنهن ڪتاب ۾ آئي. هيءَ به هڪ روايت آهي ته معراج واري رات محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن بيت المقدس ۾ سڀني نبين سڳورن جي امامت فرمائي. جڏهن محبوب سائين نماز کان فارغ ٿيا، جبرئيل امين عرض ڪيو ته اي محبوب سرور اڪرم پاڻ کان اڳين نبين سڳورن کان معلوم فرمايو ته ڇا الله تعالىٰ پاڻ کان سواءِ ڪنهن ٻئي جي عبادت جي اجازت ڏني. محبوب عليه الصلوٰة والسلام جن فرمايو ته ان سوال جي ڪا ضرورت نه آهي يعني ان ۾ ڪو شڪ ئي نه آهي ته سمورا نبي توحيد جي دعوت ڏيندا آيا، سڀني مخلوق پرستيءَ جي ممانعت فرمائي. ف٧٦ جيڪي حضرت موسىٰ عليه الصلوٰة والسلام جي رسالت تي دلالت ڪنديون هيون. ف٧٧ ۽ انهن کي جادو ٻڌائڻ لڳا. ف٧٨ يعني هر هڪ نشاني پنهنجي خصوصيت ۾ ٻيءَ کان وڌيڪ هئي، مُراد هي آهي ته هڪ کان ٻي اعلىٰ هئي. ف٧٩ ڪفر کان ايمان جي طرف ۽ اهو عذاب ڏڪر، طوفان ۽ ٽڏن وغيره سان ڪيو ويو اهي سڀ حضرت موسىٰ عليه السلام جون نشانيون هيون، جيڪي سندس نبوت تي دلالت ڪنديون هيون ۽ انهن ۾ هڪ ٻيءَ کان بلند ۽ بالا هئي. ف٨٠ عذاب ڏسي ڪري حضرت موسىٰ عليه السلام کي. ف٨١ اهو ڪلمو انهن جي عرف ۽ محاوري ۾ تمام تعظيم ۽ تڪريم جو هو، اهي عالم، ماهر، حاذق ڪامل کي جادوگر چوندا هئا ۽ ان جو سبب هي هو ته انهن جي نظرن ۾ جادوءَ جي وڏي عظمت هئي ۽ اهي ان کي مدح جي صفت سمجهندا هئا. ان ڪري انهن حضرت موسىٰ عليه السلام کي التجا جي وقت ان ڪلمي سان ندا ڪئي، چيائون . ف٨٢ اهو واعدو ياته هي آهي ته سندس دعا مستجاب آهي يا نبوت يا ايمان آڻڻ وارن ۽ هدايت قبول ڪرڻ وارن تان عذاب ڪڻ. ف٨٣ ايمان آڻيندا اسون. اهڙيءَ طرح حضرت موسىٰ عليه السلام دعا گهري ۽ انهن تان عذاب ڪڇي ويو. ف٨٤ ايمان نه آندائون، ڪفر تي ڄميا رهيا. ف٨٥ گهڻي افتخار سان ڳڏ. ف٨٦ اهي نيل درياءَ مان نڪتل ٿي وڏيون نهرون هيون، جيڪي فرعون جي محلات جي هيٺان جاري هيون. ف٨٧ منهنجي عظمت قوت ۽ شان ۽ دبدبو الله تعالىٰ جو عجيب شان آهي. خليفه رشيد جڏهن اها آيت پڙهي ۽ حڪومتِ مصر ۾ فرعون جو غرور ڏٺائين تڏهن چيائين ته مان اهو مصر پنهنجي ادنىٰ غلام کي ڏيندس. اهڙيءَ طرح ان مصر خصيب کي ڏنو، جيڪو سندس غلام هو ۽ وضو ڪرائڻ جي خدمت تي مامور هو

ع ٥ ١١ ١١

ف٨٨ يعني ڇا توهان وٽ ثابت ٿي ويو ۽ توهان سمجهي ويا ته مان بهتر آهيان. ف٨٩ اهو ان بي ايمان متڪبر حضرت موسىٰ عليه السلام جي شان ۾ چيو. ف٩٠ زبان ۾ هڪ هڄڻ جي سبب کان، جيڪا ننڍپڻ ۾ باه وات ۾ رکڻ سان پئجي ويئي هئي ۽ اهو ملعون ڪوڙ چيو ڇو ته سندس دعا سان الله تعالىٰ زبان اقدس جي اها هٿڪ زائل ڪري ڇڏي هئي، پر فرعوني پهرين تي خيال ۾ هئا. اڳتي وري انهيءَ ڪلام جو ذڪر فرمايو وڃي ٿو. ف٩١ يعني جيڪڏهن حضرت موسىٰ عليه السلام سچو آهي ۽ الله تعالىٰ کيس واجب الاطاعت سردار بنايو آهي ته پوءِ کيس سون جا ڪنگڻ ڇو نه پهرايائين. هيءَ ڳالهه اُن پنهنجي زماني جي دستور جي مطابق چئي ته اُن زماني ۾ جنهن کي به سردار بنايو ويندو هو ان کي سون جا ڪنگڻ ۽ سون جو هار پهرايو ويندو هو. ف٩٢ ۽ ان جي صدق جي شاهدي ڏين ها. ف٩٣ انهن جاهلن جو عقل کسي ورتائين، انهن کي خوش ۽ راضي ڪيائين. ف٩٤ ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام جي تڪذيب ڪرڻ لڳا. ف٩٥ ته پويان انهن جي حال کان نصيحت ۽ عبرت حاصل ڪن.

وَلَمَّا ضُرِبَ ابْنُ مَرْيَمَ مَثَلًا إِذَا قَوْمُكَ مِنْهُ يَصِدُّونَ ﴿۵۷﴾ وَ

۽ جڏهن ابن مريم جو مثال بيان ڪيو ويو - تڏهن تنهنجي قوم ان تي کلڻ لڳندي آهي. ف ۹۶ ۽ چون ٿا

قَالُوٓا ءَاٰلِهَتُنَا خَيْرٌ اَمْ هُوَ ۚ مَا ضَرَبُوْهُ لَكَ اِلَّا جَدَلًا ۚ بَلْ هُمْ قَوْمٌ

ڇا اسان جا معبود ڀلا آهن يا اهو ف ۹۷ انهن اهو توکي نه چيو مگر ناحق جهڳڙي جي واسطي ف ۹۸ بلڪ اهي آهن ئي جهيڙاڪ

خَصِمُوْنَ ﴿۵۸﴾ اِنْ هُوَ اِلَّا عَبْدٌ اَنْعَمْنَا عَلَيْهِ وَجَعَلْنٰهُ مَثَلًا لِّبَنِيْٓ

ماڻهو ف ۹۹ . اهو ته نه آهي مگر هڪ ٻانهو جنهن تي اسان احسان ڪيو ف ۱۰۰ ۽ اسان ان کي بني اسرائيلن جي واسطي عجيب نمونو

اِسْرَآءِيْلَ ﴿۵۹﴾ وَلَوْ نَشَآءُ لَجَعَلْنَا مِنْكُمْ مَّلٰٓئِكَةً فِي الْاَرْضِ يَخْلُفُوْنَ ﴿۶۰﴾

بنايو ف ۱۰۱ . ۽ جيڪڏهن اسان گهرون ها ته ف ۱۰۲ زمين ۾ توهان جي جاءِ تي ملائڪ آباد ڪريون ها . ف ۱۰۳

وَاِنَّهٗ لَعِلْمٌ لِّلسَّاعَةِ فَلَا تَمْتَرُنَّ بِهَا وَاتَّبِعُوْنِ ۚ هٰذَا صِرَاطٌ

۽ بيشڪ عيسىٰ قيامت جي نشاني آهي ف ۱۰۴ پوءِ هرگز قيامت ۾ شڪ نه ڪريو ۽ منهنجي پيروي ڪريو ف ۱۰۵ اها سڌي

مُّسْتَقِيْمٌ ﴿۶۱﴾ وَلَا يَصُدَّنَّكُمُ الشَّيْطٰنُ ۚ اِنَّهٗ لَكُمْ عَدُوٌّ مُّبِيْنٌ ﴿۶۲﴾ وَلَمَّا

وات آهي ۽ هرگز توهان کي شيطان نه روڪي ف ۱۰۶ بيشڪ اهو توهان جو کليل دشمن آهي. ۽ جڏهن عيسىٰ

جَآءَ عِيْسٰى بِالْبَيِّنٰتِ قَالَ قَدْ جِئْتُكُمْ بِالْحِكْمَةِ وَلِاُبَيِّنَ لَكُمْ

کڻي آيو روشن نشانيون ف ۱۰۷ ان فرمايو مان توهان وٽ حڪمت وٺي آيو آهيان ف ۱۰۸ ۽ هن لاءِ ته مان توهان کي

بَعْضَ الَّذِيْ تَخْتَلِفُوْنَ فِيْهِ ۚ فَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاَطِيْعُوْنِ ﴿۶۳﴾ اِنَّ

ٻڌايان ڪجهه اهي ڳالهيون جن ۾ توهان اختلاف ڪندا هيو ف ۱۰۹ پوءِ الله کان ڊڄو ۽ منهنجو حڪم مڃيو. بيشڪ الله

اللّٰهَ هُوَ رَبِّيْ وَرَبُّكُمْ فَاعْبُدُوْهُ ۚ هٰذَا صِرَاطٌ مُّسْتَقِيْمٌ ﴿۶۴﴾ فَاخْتَلَفَ

منهنجو رب ۽ توهان جو رب آهي پوءِ انهيءَ جي عبادت ڪريو اها سڌي وات آهي ف ۱۱۰ پوءِ اهي ٽولا

الْاَحْزَابُ مِنْ بَيْنِهِمْ ۚ فَوَيْلٌ لِّلَّذِيْنَ ظَلَمُوْا مِنْ عَذَابِ يَوْمٍ

پاڻ ۾ مختلف ٿي ويا ف ۱۱۱ پوءِ ظالمن جي واسطي ويل آهي ف ۱۱۲ هڪ دردناڪ ڏينهن جي عذاب

اَلِيْمٍ ﴿۶۵﴾ هَلْ يَنْظُرُوْنَ اِلَّا السَّاعَةَ اَنْ تَاْتِيَهُمْ بَغْتَةً وَّهُمْ لَا

کان. ف ۱۱۳ ڇا جي انتظار ۾ آهن مگر هي ته اوچتو انهن تي اچي وڃي قيامت ۽ انهن کي خبر به نه هجي

يَشْعُرُوْنَ ﴿۶۶﴾ اَلْاَخِلَّآءُ يَوْمَئِذٍ بَعْضُهُمْ لِبَعْضٍ عَدُوٌّ اِلَّا

گهرا دوست اُن ڏينهن هڪ ٻئي جا دشمن هوندا مگر

منزل ۶

ف ۹۶ شان نزول: جڏهن حضرت محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن قريش جي اڳيان هيءَ آيت وَمَا تَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ حَصَبُ جَهَنَّمَ پڙهي جنهن جي معنىٰ هي آهي ته اي مُشرڪو! توهان ۽ جيڪا شيءِ الله تعالىٰ کان سواءِ توهان پوڄيو ٿا سڀ جهنم جو ٻارڻ آهن. اهو ٻڌي مُشرڪن کي گهڻو غصو آيو ۽ ابن زبعري چوڻ لڳو يا محمد (صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم) ڇا اهو خاص اسان جي لاءِ ۽ اسان جي معبودن جي لاءِ ئي آهي يا هر اُمت ۽ گروهه جي لاءِ؟ محبوب عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ته اهو توهان جي ۽ توهان جي معبودن جي لاءِ به آهي ۽ سڀني امتن جي لاءِ به. اُن تي اُن چيو ته توهان وٽ عيسىٰ بن مريم نبي آهي ۽ توهان ان جي ۽ ان جي والده جي تعريف ڪريو ٿا ۽ توهان کي معلوم آهي نصراني انهن ٻنهي کي پوڄن ٿا ۽ حضرت عزير ۽ ملائڪ کي به پوڄيو وڃي ٿو يعني يهودي وغيره انهن کي پوڄن ٿا. پوءِ جيڪڏهن اهي سڀ (معاذ الله) جهنم ۾ هجن ته اسان راضي آهيون ته اسان ۽ اسان جا معبود به انهن سان گڏ هجن ۽ اهو چئي ڪري ڪافر گهڻو کليا. ان الله تعالىٰ هيءَ آيت نازل فرمائي اِنَّ الَّذِيْنَ سَبَقَتْ لَهُمْ مِّنَّا الْحُسْنٰى اُولٰٓئِكَ عَنْهَا مُبْعَدُوْنَ ۽ هي آيت نازل ٿي وَلَمَّا ضُرِبَ ابْنُ مَرْيَمَ. جنهنجو مطلب هي آهي ته جڏهن ابن زبعري پنهنجن معبودن جي لاءِ حضرت عيسىٰ بن مريم جو مثال بيان ڪيو ۽ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن سان جهڳڙو ڪيائين ته نصراني انهن کي پوڄن ٿا ته قريش ان جي ان ڳالهه تي کلڻ لڳا. ف ۹۷ يعني حضرت عيسىٰ عليه السلام. مطلب هي هو ته پاڻ سڀ ٻڌن وٽ حضرت عيسىٰ عليه السلام بهتر آهي. پوءِ اگر (معاذ الله) اهو جهنمي ٿيو ته پوءِ اسان جا معبود يعني بُت به ٿين ڪا پرواهه نه آهي، ان تي الله تعالىٰ فرمائي ٿو. ف ۹۸ هي جاڻيندي ته اُهي جيڪي ڪجهه چئي رهيا آهن، باطل آهي ۽ آيت ڪريمه اِنَّكُمْ وَمَا تَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ مان صرف بُت مُراد آهن. حضرت عيسىٰ، حضرت عزير ۽ ملائڪ ڪجهه به مُراد نه ٿو وٺي سگهجي. ابن زبعري عرب هو ۽ عربي زبان جو ڄاڻو هو. هي ان کي گهڻو معلوم هو ته مَا تَعْبُدُوْنَ ۾ "مَا" جي معنىٰ شيءِ آهي، جنهن مان غير ذوي العقول مُراد ٿين ٿا، پر اُن جي باوجود ان جو عربي زبان جي اصول کان جاهل ٿي ڪري حضرت عيسىٰ حضرت عزير ۽ ملائڪن کي اُن ۾ داخل ڪرڻ ڪٽ حجتي ۽ جهالت پوري آهي. ف ۹۹ باطل جي پويان لڳڻ وارا. هاڻي حضرت عيسىٰ عليه السلام جي نسبت ارشاد فرمايو وڃي ٿو. ف ۱۰۰ نبوت عطا فرمائي ڪري. ف ۱۰۲ اي مڪي وارو! اسان توهان کي هلاڪ ڪري ڇڏيون ها. ف ۱۰۳ جيڪي اسان جي عبادت ۽ اطاعت ڪن ها. ف ۱۰۴ يعني حضرت عيسىٰ عليه السلام جو آسمان کان لهڻ قيامت جي نشانين مان آهي. ف ۱۰۵ يعني منهنجي هدايت ۽ شريعت جي تابعداري ڪجو. ف ۱۰۶ شريعت جي تابعداري يا قيامت جي يقين يا دين الاهيءَ تي قائم رهڻ کان. ف ۱۰۷ يعني معجزا. ف ۱۰۸ يعني نبوت ۽ انجيلي احڪام. ف ۱۰۹ توريت جي احڪام مان. ف ۱۱۰ حضرت عيسىٰ عليه السلام جو ڪلام پورو ٿي چڪو اڳتي نصرانين جي شرڪن جو بيان ڪيو وڃي ٿو. ف ۱۱۱ حضرت عيسىٰ عليه السلام کان پوءِ انهن مان ڪنهن چيو ته عيسىٰ خدا هو، ڪنهن چيو خدا جو پُٽ، ڪنهن چيو ٽن جو ٽيون. مطلب نصراني ٽولا ٽولا ٿي ويا، يعقوبي نسطوري، ملڪاني ۽ شمعوني. ف ۱۱۲ جن حضرت عيسىٰ عليه السلام جي باري ۾ ڪفر جون ڳالهيون چيون. ف ۱۱۳ يعني قيامت جي ڏينهن جي.

٭ ف ۱۰۱ پنهنجي قدرت جو، جو پيءُ کان سواءِ ڪيس پيدا ڪيم.

الْمُتَّقِينَ ﴿٦٧﴾ يَا عِبَادِ لَا خَوْفٌ عَلَيْكُمُ الْيَوْمَ وَلَا أَنتُمْ تَحْزَنُونَ ﴿٦٨﴾ الَّذِينَ

پرهيزگار. ف١١٤ انهن کي فرمايو ويندو اي منهنجا ٻانهؤ! اڄ نه توهان تي ڪو خوف آهي ۽ نه وري توهان کي ڪو ڏک ٿيڻو. اهي جن

آمَنُوا بِآيَاتِنَا وَكَانُوا مُسْلِمِينَ ﴿٦٩﴾ ادْخُلُوا الْجَنَّةَ أَنتُمْ وَأَزْوَاجُكُمْ

اسان جي آيتن تي ايمان آندو ۽ مسلمان هُئا. داخل ٿيو جنت ۾ توهان ۽ توهان جون ٻيبيون خوش خاطر

تُحْبَرُونَ ﴿٧٠﴾ يُطَافُ عَلَيْهِم بِصِحَافٍ مِّن ذَهَبٍ وَأَكْوَابٍ ۖ وَ

ٿي. ف١١٥ انهن تي ڦرندا سُون جا پيالا ۽ جام ۽ ان ۾ ڪين ملندي

فِيهَا مَا تَشْتَهِيهِ الْأَنفُسُ وَتَلَذُّ الْأَعْيُنُ ۖ وَأَنتُمْ فِيهَا خَالِدُونَ ﴿٧١﴾

جيڪا شيءِ سندن دل گهري ۽ جنهن سان اکيون لذت وٺن ف١١٦ ۽ توهان ان ۾ هميشه رهندؤ. ۽

وَتِلْكَ الْجَنَّةُ الَّتِي أُورِثْتُمُوهَا بِمَا كُنتُمْ تَعْمَلُونَ ﴿٧٢﴾ لَكُمْ فِيهَا فَاكِهَةٌ

هيءُ آهي اها جنت جنهن جو توهان کي وارث ڪيو ويو توهان جي عملن سان. توهان جي واسطي

كَثِيرَةٌ مِّنْهَا تَأْكُلُونَ ﴿٧٣﴾ إِنَّ الْمُجْرِمِينَ فِي عَذَابِ جَهَنَّمَ خَالِدُونَ ﴿٧٤﴾

ان ۾ گهڻيئي ميوا آهن جن مان کائو ف١١٧ بيشڪ مجرم ف١١٨ جهنم جي عذاب ۾ هميشه رهڻ وارا آهن.

لَا يُفَتَّرُ عَنْهُمْ وَهُمْ فِيهِ مُبْلِسُونَ ﴿٧٥﴾ وَمَا ظَلَمْنَاهُمْ وَلَٰكِن كَانُوا

اهو انهن کان ڪڏهن به ڍرو نه ٿيندو ۽ اهي ان ۾ نااميد رهندا ف١١٩ ۽ اسان انهن تي ڪو به ظلم نه ڪيو ها ئو اهي

هُمُ الظَّالِمِينَ ﴿٧٦﴾ وَنَادَوْا يَا مَالِكُ لِيَقْضِ عَلَيْنَا رَبُّكَ ۖ قَالَ إِنَّكُم

پاڻ ئي ظالم هُئا ف١٢٠ ۽ اهي پڪاريندا ف١٢١ اي مالڪ! تنهنجو رب اسان کي پورو ڪري ڇڏي ف١٢٢ اهو فرمائيندو ف١٢٣

مَّاكِثُونَ ﴿٧٧﴾ لَقَدْ جِئْنَاكُم بِالْحَقِّ وَلَٰكِنَّ أَكْثَرَكُمْ لِلْحَقِّ كَارِهُونَ ﴿٧٨﴾ أَمْ أَبْرَمُوا

توهان کي ته رهڻو آهي. ف١٢٤ بيشڪ اسان توهان وٽ حق آندو ف١٢٥ مگر توهان مان گهڻن کي حق پسند ئي نه آهي.

أَمْرًا فَإِنَّا مُبْرِمُونَ ﴿٧٩﴾ أَمْ يَحْسَبُونَ أَنَّا لَا نَسْمَعُ سِرَّهُمْ وَنَجْوَاهُم ۚ

ڇا انهن ف١٢٦ پنهنجي ۾ ڪو ڪم پڪو ڪري ورتو آهي ته اسان به پنهنجو ڪم پڪو ڪرڻ وارا آهيون ف١٢٧ ڇا هُن گهمنڊ ۾ آهن ته اسان سندن

بَلَىٰ وَرُسُلُنَا لَدَيْهِمْ يَكْتُبُونَ ﴿٨٠﴾ قُلْ إِن كَانَ لِلرَّحْمَٰنِ وَلَدٌ

هوريان جي ڳالهه ۽ سرپاٽ ڏٿا ٻڌون نه ٿا ف١٢٨ ها ئو چو نه ف١٢٩ ۽ اسان جا ملائڪ انهن وٽ لکي رهيا آهن. تون فرماءِ ته بفرض محال جيڪڏهن

فَأَنَا أَوَّلُ الْعَابِدِينَ ﴿٨١﴾ سُبْحَانَ رَبِّ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ رَبِّ

رحمان کي ڪا اولاد هجي ها ته سڀ کان پهريائين مان پوڄيان ها. ف١٣٠ پاڪائي آهي آسمانن ۽ زمين جي رب عرش جي رب جي



ف١١٤ يعني ديني دوستي ۽ اها محبت، جيڪا الله تعاليٰ جي لاءِ آهي، باقي رهندي. حضرت علي المرتضيٰ رضي الله تعاليٰ عنه کان هن آيت جي تفسير ۾ روايت ٿيل آهي ته پاڻ فرمايائين ٻه دوست مؤمن ۽ ٻه دوست ڪافر. مؤمن مان هڪڙو مري وڃي ٿو ته بارگاهِ الاهي ۾ عرض ڪري ٿو ته يارب! فلاڻو مون کي تنهنجي ۽ تنهنجي رسول جي فرمانبرداري جو ۽ نيڪي ڪرڻ جو حڪم ڪندو هو ۽ مون کي برائي کان روڪيندو هو ۽ خبر ڏيندو هو ته مون کي تنهنجي حضور ۾ حاضر ٿيڻو آهي. يارب! ان کي مون کان پوءِ گمراهه نه ڪر ۽ ان کي هدايت ڏي، جهڙي منهنجي هدايت فرمايئي ۽ ان جو اڪرام ڪر جهڙو منهنجو اڪرام فرمايئي. جڏهن ان جو مؤمن دوست مري وڃي ٿو تڏهن الله تعاليٰ انهن ٻنهي کي گڏ ڪري ٿو ۽ فرمائي ٿو ته توهان مان هر هڪ ٻئي جي تعريف ڪري. پوءِ هر هڪ چوي ٿو ته هي سٺو ڀاءُ آهي، سٺو دوست آهي، سٺو ساٿي آهي. ٻن ڪافر دوستن مان جڏهن هڪ مري وڃي ٿو ته دعا ڪري ٿو يارب! فلاڻو مون کي تنهنجي ۽ تنهنجي رسول جي فرمانبرداري کان روڪيندو هو ۽ برائي جو حڪم ڪندو هو ۽ نيڪي کان روڪيندو هو ۽ خبر ڏيندو هو ته مون کي تنهنجي حضور حاضر ٿيڻو نه آهي. پوءِ الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته توهان مان هر هڪ ٻئي جي تعريف ڪري. پوءِ انهن مان هڪڙو ٻئي کي چوي ٿو، بڇڙو ڀاءُ، برو دوست ۽ خراب ساٿي.

ف١١٥ يعني جنت ۾ توهان جو اڪرام ٿيندو، نعمتون ڏنيون وينديون، اهڙا خوش ڪيا ويندؤ، جو توهان جي چهرن تي خوشيءَ جا آثار ظاهر هوندا.

ف١١٦ انواع ۽ اقسام جون نعمتون.

ف١١٧ جنتي وڻ ميوي دار سدابهار آهن، انهن جي زيب ۽ زينت ۾ فرق نه ٿو اچي. حديث شريف ۾ آهي ته جيڪڏهن ڪو انهن مان هڪ ميوو ٽوڙيندو ته ان جي جاءِ تي ٻه ميوا ظاهر ٿيندا.

ف١١٨ يعني ڪافر.

ف١١٩ رحمت جي اميد به نه هوندي.

ف١٢٠ جو سرڪشي ۽ نافرماني ڪري ان حال کي پهتا.

ف١٢١ جهنم جي داروغي کي ته.

ف١٢٢ يعني موت ڏيئي ڇڏي، مالڪ کي درخواست ڪندا ته اهو الله تبارڪ وتعاليٰ کان انهن جي موت جي دعا گهري.

ف١٢٣ هزار سال کان پوءِ.

ف١٢٤ عذاب ۾ هميشه، ڪڏهن ان کان ڇوٽڪارو نه لهندو، نه موت کان، نه ڪنهن ٻي طرح، هن کان پوءِ الله تعاليٰ مڪي وارن کي خطاب فرمائي ٿو.

ف١٢٥ پنهنجي رسولن جي معرفت. ف١٢٦ يعني مڪي جي ڪافرن. ف١٢٧ محبوب نبي ڪريم صلى الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن سان مڪر ڪرڻ ۽ فريب سان ايذاء پهچائڻ جو ۽ حقيقت ۾ ايئن ئي هو ته قريش دارالندوه ۾ گڏ ٿي ڪري حضور سيد عالم محبوب تاجدار حرم صلى الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي ايذا پهچائڻ جي لاءِ حيلا ۽ بهانا سوچيندا هُئا. ف١٢٨ انهن جي ان مڪر ۽ فريب جو بدلو جنهن جو انجام انهن جي هلاڪت آهي. ف١٢٩ اسان ضرور ٻڌون ٿا ۽ لڪل ۽ ظاهر ڳالهه ڄاڻون ٿا، اسان کان ڪجهه نه ٿو لڪي سگهي. ف١٣٠ پران جو بار نه آهي ۽ ان جي لاءِ اولاد محال آهي. هي اولاد جي نفي ۾ مبالغو آهي. شانِ نزول:- نضر بن حارث چيو هو ته ملائڪ خدا جون ڌيئرون آهن، ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ته نضر چوڻ لڳو ته ڏسو ٿا قرآن ۾ منهنجي تصديق اچي وئي. وليد چيو ته تنهنجي تصديق نه ٿي، بلڪ هي فرمايو ويو ته رحمان جو پٽ نه آهي ۽ مڪي وارن مان آئون پهريون موحد آهيان ان سان ولد جي نفي ڪرڻ وارو هن کان پوءِ الله تبارڪ وتعاليٰ جي تنزيه جو بيان آهي.

الْعَرْشِ عَمَّا يَصِفُونَ ﴿٨٢﴾ فَذَرْهُمْ يَخُوضُوا وَيَلْعَبُوا حَتّٰى يُلٰقُوا يَوْمَهُمُ

انهن ڳالهين کان جيڪي اهي ٺاهن ٿا. ﴿۱۳۱﴾ پوءِ تون انهن کي ڇڏ ته بيهوديون ڳالهيون ڪن ۽ راند روند ۾ رهن ﴿۱۳۲﴾ ايستائين جو

الَّذِي يُوعَدُونَ ﴿٨٣﴾ وَهُوَ الَّذِي فِي السَّمَآءِ اِلٰهٌ وَّفِي الْاَرْضِ اِلٰهٌ ؕ

پنهنجي ان ڏينهن کي ڏسن جنهن جو انهن سان واعدو آهي. ﴿۱۳۳﴾ ۽ اهوئي آسمان وارن جو خدا ۽ زمين وارن جو

وَهُوَ الْحَكِيمُ الْعَلِيمُ ﴿٨٤﴾ وَتَبٰرَكَ الَّذِي لَهٗ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَ

خدا آهي ﴿۱۳۴﴾ ۽ اهوئي حڪمت ۽ علم وارو آهي. ۽ وڏي برڪت وارو آهي اهو جنهن جي واسطي بادشاهي

مَا بَيْنَهُمَا ۚ وَعِنْدَهٗ عِلْمُ السَّاعَةِ ۚ وَاِلَيْهِ تُرْجَعُونَ ﴿٨٥﴾ وَلَا يَمْلِكُ

آهي آسمانن ۽ زمين جي ۽ جيڪو انهن جي وچ ۾ آهي ۽ انهي وٽ آهي قيامت جو علم ۽ توهان کي ان جي طرف موٽڻو آهي،

الَّذِينَ يَدْعُونَ مِنْ دُونِهِ الشَّفَاعَةَ اِلَّا مَنْ شَهِدَ بِالْحَقِّ وَ

۽ جن کي اهي الله کان سواءِ پوڄين ٿا شفاعت جو اختيار نه ٿا رکن ها شفاعت جو اختيار انهن کي آهي جيڪي حق جي شاهدي ڏين

هُمْ يَعْلَمُونَ ﴿٨٦﴾ وَلَئِنْ سَاَلْتَهُمْ مَّنْ خَلَقَهُمْ لَيَقُولُنَّ اللّٰهُ فَاَنّٰى

۽ علم رکن. ﴿۱۳۶﴾ ۽ جيڪڏهن تون انهن کان پڇين ﴿۱۳۷﴾ ته انهن کي ڪنهن پيدا ڪيو ته ضرور چوندا الله

يُؤْفَكُونَ ﴿٨٧﴾ وَقِيلِهٖ يٰرَبِّ اِنَّ هٰٓؤُلَآءِ قَوْمٌ لَّا يُؤْمِنُونَ ﴿٨٨﴾ فَاصْفَحْ

﴿۱۳۸﴾ پوءِ ڪاڏي اونڌي منهن وڃن ٿا. ﴿۱۳۹﴾ مون کي رسول ﴿۱۴۰﴾ جي ان قول جو قسم ﴿۱۴۱﴾ ته اي منهنجا رب هي ماڻهو ايمان نه ٿا

عَنْهُمْ وَقُلْ سَلٰمٌ ؕ فَسَوْفَ يَعْلَمُونَ ﴿٨٩﴾

آڻن پوءِ انهن کان درگذر ڪر ﴿۱۴۲﴾ ۽ فرماءِ بس سلام آهي ﴿۱۴۳﴾ پوءِ اڳتي معلوم ڪري وٺندا. ﴿۱۴۴﴾

سُورَةُ الدُّخَانِ ۴۴ مَكِّيَّةٌ ۶۴ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيمِ — اٰيَاتُهَا ۵۹ رُكُوعَاتُهَا ۳

سورة دخان مڪي آهي ۽ هن ۾ ﴿۱﴾ الله نهايت مهربان رحم واري جي نالي سان شروع اُڻهٺ آيتون ۽ ٽي رڪوع آهن

حٰمٓ ﴿١﴾ وَالْكِتٰبِ الْمُبِينِ ﴿٢﴾ اِنَّآ اَنْزَلْنٰهُ فِي لَيْلَةٍ مُّبٰرَكَةٍ اِنَّا كُنَّا

هن روشن ڪتاب جو قسم. ﴿۲﴾ بيشڪ اسان ان کي برڪت واري رات ۾ لاٿو ﴿۳﴾ بيشڪ اسان

مُنْذِرِينَ ﴿٣﴾ فِيهَا يُفْرَقُ كُلُّ اَمْرٍ حَكِيمٍ ﴿٤﴾ اَمْرًا مِّنْ عِنْدِنَا ؕ اِنَّا كُنَّا

ڊيڄاريندڙ آهيون. ﴿۴﴾ ان ۾ ورهايو ويندو آهي هر حڪمت وارو ڪم اسان وٽان نڪل حڪم سان بيشڪ اسان

مُرْسِلِينَ ﴿٥﴾ رَحْمَةً مِّنْ رَّبِّكَ ؕ اِنَّهٗ هُوَ السَّمِيعُ الْعَلِيمُ ﴿٦﴾ رَبِّ السَّمٰوٰتِ

ئي رسول موڪلڻ وارا آهيون ﴿۶﴾ تنهنجي رب جي طرف کان رحمت، بيشڪ اهوئي ٻڌندي ڄاڻندڙ. اهو جيڪو رب آهي

وقف لازم — ع ۲۲ / ۱۳ — مع ۱۲



﴿۱۳۱﴾ ۽ ان جي لاءِ اولاد قرار ڏين ٿا. ﴿۱۳۲﴾ يعني جنهن لغو ۽ باطل ۾ آهن، تنهن ۾ پيا رهن. ﴿۱۳۳﴾ جنهن ۾ ڪين عذاب ڏنو ويندو ۽ اهو قيامت جو ڏينهن آهي. ﴿۱۳۴﴾ يعني اهوئي معبود آهي، آسمان ۽ زمين ۾ انهيءَ جي عبادت ڪئي وڃي ٿي، ان کان سواءِ ڪو معبود نه آهي. ﴿۱۳۵﴾ يعني توحيد الاهي جي. ﴿۱۳۶﴾ ان جي ته الله تعالىٰ سندن رب آهي، اهڙا مقبول ٻانها ايماندارن جي شفاعت ڪندا. ﴿۱۳۷﴾ يعني مشرڪن کان. ﴿۱۳۸﴾ ۽ الله تعالىٰ جي خالق ۽ عالم هجڻ جو اقرار ڪندا. ﴿۱۳۹﴾ ۽ ان اقرار جي باوجود ان جي توحيد ۽ عبادت کان ڦرن ٿا. ﴿۱۴۰﴾ محبوب سيد عالم محمد مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن. ﴿۱۴۱﴾ الله تبارڪ وتعالىٰ جو حضور محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي قول مبارڪ جو قسم فرمائڻ محبوب سائين جن جي اڪرام ۽ سندن دعا ۽ التجا جي احترام جو اظهار آهي. ﴿۱۴۲﴾ ۽ انهن کي ڇڏي ڏيو. ﴿۱۴۳﴾ هي سلام متارڪت آهي. ان جي معنىٰ هيءَ آهي ته اسان توهان کي ڇڏيون ٿا ۽ توهان کان امن ۾ رهڻ چاهيون ٿا. (وكان هذا قبل الامر بالجهاد). ﴿۱۴۴﴾ پنهنجو انجام ڪار. ❋ ❋ ❋

﴿۱﴾ سورة دخان مڪي آهي، هن ۾ ٽي رڪوع، ستونجاهه آيتون يا اُڻهٺ آيتون، ٽي سوَ ڇائيتاليهه ڪلما ۽ هڪ هزار چار سوَ ايڪيتيهه حرف آهن. ﴿۲﴾ يعني قرآن پاڪ جو جيڪو حلال ۽ حرام وغيره احڪام جو بيان فرمائيندڙ آهي. ﴿۳﴾ هن رات مان يا شب قدر مراد آهي يا شب برات. هن رات ۾ قرآن پاڪ پوري طرح لوح محفوظ کان دنيا جي آسمان جي طرف لاٿو ويو، پوءِ اتان حضرت جبرئيل ويهن سالن جي عرصي ۾ ٿورو ٿورو ڪري نازل ٿيو. هن رات کي شب مبارڪ هن ڪري فرمايو ويو آهي ته هن ۾ قرآن پاڪ نازل ٿيو ۽ هميشه هن رات ۾ خير ۽ برڪت نازل ٿيندي آهي، دعائون قبول ڪيون وڃن ٿيون. ﴿۴﴾ پنهنجي عذاب جو. ﴿۵﴾ پوري سال جا رزق، موت ۽ حڪم. ﴿۶﴾ پنهنجي محبوب رسول خاتم الانبياء محمد مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي ۽ کانئن اڳين سڀني نبين سڳورن کي.

وَالْاَرْضِ وَمَا بَيْنَهُمَا ۘ اِنْ كُنْتُمْ مُّوْقِنِيْنَ ۞ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ يُحْيٖ وَيُمِيْتُ ؕ

آسمانن ۽ زمين جو ۽ جوڪجھ انهن جي وچ ۾ آهي جيڪڏهن توهان کي يقين هجي وڪ اُن کان سواءِ ڪو به عبادت جي لائق نه آهي اهو ئي جياري ٿو ۽ ماري ٿو

رَبُّكُمْ وَرَبُّ اٰبَآئِكُمُ الْاَوَّلِيْنَ ۞ بَلْ هُمْ فِيْ شَكٍّ يَّلْعَبُوْنَ ۞ فَارْتَقِبْ

توهان جو رب ۽ توهان جي اڳين پيُ ڏاڏن جو رب آهي بلڪ اهي شڪ ۾ پيا کيڏن ٿا ؎ پوءِ تون اُن ڏينهن جو

يَوْمَ تَاْتِي السَّمَآءُ بِدُخَانٍ مُّبِيْنٍ ۞ يَّغْشَى النَّاسَ ؕ هٰذَا عَذَابٌ اَلِيْمٌ ۞

انتظار ڪر جڏهن آسمان هڪ کليل دونهون آڻيندو جيڪو ماڻهن کي ڍڪي ڇڏيندو ؎ اهو آهي دردناڪ عذاب.

رَبَّنَا اكْشِفْ عَنَّا الْعَذَابَ اِنَّا مُؤْمِنُوْنَ ۞ اَنّٰى لَهُمُ الذِّكْرٰى وَقَدْ

اُن ڏينهن چوندا ١١ اي اسان جا رب اسان کان عذاب هٽاءِ اسان ايمان آڻيون ٿا ؎ انهن کي نصيحت ڪٿان ٿئي ؎ حالانڪ

جَآءَهُمْ رَسُوْلٌ مُّبِيْنٌ ۞ ثُمَّ تَوَلَّوْا عَنْهُ وَقَالُوْا مُعَلَّمٌ مَّجْنُوْنٌ ۞ اِنَّا

وٽن صاف بيان ڪندڙ رسول تشريف آڻي چڪو ؎ پوءِ اُن کان مُنهن ڦيريائون ۽ چوڻ لڳا سيکاريل ديوانو آهي. ؎ ١٣

كَاشِفُوا الْعَذَابِ قَلِيْلًا اِنَّكُمْ عَآئِدُوْنَ ۞ يَوْمَ نَبْطِشُ الْبَطْشَةَ

اسان ڪجھ ڏينهن جي لاءِ عذاب کوليون ٿا توهان وري سڳيو ڪم ڪندؤ ؎. جنهن ڏينهن اسان سڀ کان وڏي

الْكُبْرٰى ۚ اِنَّا مُنْتَقِمُوْنَ ۞ وَلَقَدْ فَتَنَّا قَبْلَهُمْ قَوْمَ فِرْعَوْنَ وَجَآءَهُمْ

پڪڙ ڪنداسي ؎ ١٥ بيشڪ اسان بدلو وٺڻ وارا آهيون ۽ بيشڪ اسان انهن کان اڳ فرعون جي قوم کان امتحان ورتو ۽ انهن وٽ

رَسُوْلٌ كَرِيْمٌ ۞ اَنْ اَدُّوْٓا اِلَيَّ عِبَادَ اللّٰهِ ؕ اِنِّيْ لَكُمْ رَسُوْلٌ اَمِيْنٌ ۞ وَّ

هڪ معزز رسول تشريف وٺي آيو. ؎ ١٦ ته الله جي ٻانهن کي منهنجي حوالي ڪريو ؎ بيشڪ مان توهان جي واسطي امانت وارو رسول آهيان.

اَنْ لَّا تَعْلُوْا عَلَى اللّٰهِ ۚ اِنِّيْٓ اٰتِيْكُمْ بِسُلْطٰنٍ مُّبِيْنٍ ۞ وَاِنِّيْ عُذْتُ

۽ الله جي مقابلي ۾ سرڪشي نه ڪيو بيشڪ مان توهان وٽ هڪ روشن سند آڻيان ٿو ؎ ١٨ ۽ مان پناهه وٺان ٿو پنهنجي رب ۽

بِرَبِّيْ وَرَبِّكُمْ اَنْ تَرْجُمُوْنِ ۞ وَاِنْ لَّمْ تُؤْمِنُوْا لِيْ فَاعْتَزِلُوْنِ ۞

توهان جي رب جي ان کان جو توهان مون کي پٿرن سان ڇٽيو ؎ ١٩ ۽ جيڪڏهن توهان منهنجو يقين نه ڪريو ته مون کان پاسو ڪري وڃو ؎ ٢٠.

فَدَعَا رَبَّهٗٓ اَنَّ هٰٓؤُلَآءِ قَوْمٌ مُّجْرِمُوْنَ ۞ فَاَسْرِ بِعِبَادِيْ لَيْلًا اِنَّكُمْ

پوءِ ان پنهنجي رب کان دعا گهري ته خدايا هي ڏوهاري ماڻهو آهن. اسان حڪم فرمايو ته منهنجي ٻانهن ؎ ٢١ کي راتو رات وٺي نڪر ضرور توهان جو

مُّتَّبَعُوْنَ ۞ وَاتْرُكِ الْبَحْرَ رَهْوًا ؕ اِنَّهُمْ جُنْدٌ مُّغْرَقُوْنَ ۞ كَمْ تَرَكُوْا

پيڇو ڪيو ويندو. ؎ ٢٢ ۽ درياءَ کي ايئن هر جاءِ تان خالي ڇڏ ؎ ٢٣ بيشڪ اهو لشڪر ٻوڙيو ويندو. ؎ ٢٤ ڪيترائي ڇڏي ويا



ف ٧ ته اهو آسمانن ۽ زمين جو رب آهي ته پوءِ يقين ڪريو ته محبوب محمد مصطفٰي صلى الله تعالٰى عليه وآله وسلم جن سندس رسول آهن.

ف ٨ انهن جو اقرار علم ۽ يقين سان نه آهي، بلڪ انهن جي ڳالهه ۾ ٺٺول ۽ مسخري شامل آهي ۽ اهي پاڻ سڳورن سان مسخري ڪن ٿا. پوءِ رسول ڪريم محبوب عظيم صلى الله تعالٰى عليه وآله وسلم جن انهن تي دعا ڪئي ته يارب! انهن کي اهڙي ست سالن ڏڪر جي مصيبت ۾ مبتلا ڪر، جهڙي ستن سالن جو ڏڪر حضرت يوسف عليه السلام جي زماني ۾ موڪليو هيئي. اها دُعا مستجاب ٿي ۽ حضور پُرنور محبوب سيدعالم صلى الله تعالٰى عليه وآله وسلم جن کي ارشاد فرمايو ويو.

ف ٩ اهڙيءَ طرح قريشن تي ڏڪر جو سال آيو ۽ ايستائين ان جي سختي ٿي، جو اهي ماڻهو مُردار کائي ويا ۽ بک کان ان حال کي پهچي ويا، جو جڏهن مٿي ڏسندا هئا آسمان جي طرف نظر ڪندا هئا ته انهن کي دونهون ئي دونهون معلوم ٿيندو هو يعني ڪمزوريءَ جي ڪري نگاهن ۾ اوندهه اچي ويئي هئي ۽ ڏڪر جي ڪري زمين خُشڪ ٿي ويئي، مٽي اڏامڻ لڳي. غبار هوا کي ميرو ڪري ڇڏيو. هن آيت جي تفسير ۾ هڪ هي قول به آهي ته دونهين مان مُراد اهو دونهون آهي، جيڪو قيامت جي نشانين مان آهي ۽ قيامت جي قريب ظاهر ٿيندو. اوڀر ۽ اولهه ان سان ڀرجي ويندا. چاليهه ڏينهن ۽ راتيون رهندو. مؤمن جي حالت ته ان سان ايئن ٿي ويندي، جيئن زڪام ٿي وڃي ۽ ڪافر مدهوش ٿيندا. انهن جي ناسن، ڪنن ۽ بدن جي ٻين سورن مان دونهون نڪرندو.

ف ١٠ ۽ تنهنجي محبوب نبي صلى الله تعالٰى عليه وآله وسلم جن جي تصديق ڪريون ٿا.

ف ١١ يعني اهڙي حالت ۾ اهي ڪيئن نصيحت قبول ڪندا.

ف ١٢ ۽ ظاهر معجزا ۽ چٽيون نشانيون پيش فرمائي چڪو.

ف ١٣ جنهن کي وحي جي غشي طاري ٿيڻ جي وقت جنات اهي ڪلما تلقين ڪري وڃن ٿا. (معاذ الله تعالٰى).

ف ١٤ جنهن ڪفر ۾ هيئو، انهيءَ جي طرف موٽندؤ. اهڙيءَ طرح ايئن ئي ٿيو. هاڻي فرمايو وڃي ٿو ته ان ڏينهن کي ياد ڪريو.

ف ١٥ ان ڏينهن مان مُراد قيامت جو ڏينهن آهي يا بدر جو ڏينهن.

ف ١٦ يعني حضرت موسٰى عليه السلام.

ف ١٧ يعني بني اسرائيلن کي منهنجي حوالي ڪريو ۽ جيڪي شد تون ۽ سختيون انهن تي ڪريو ٿا انهن کان ڇوٽڪارو ڏيو.

ف ١٨ پنهنجي نبوت ۽ رسالت جي صدق جي. جڏهن حضرت موسٰى عليه السلام اهو فرمايو ته فرعونين کيس قتل جي ڌمڪي ڏني ۽ چيائون ته اسان توکي سنگسار ڪنداسون. پوءِ پاڻ فرمايائين. ف ١٩ يعني منهنجي توڪل ۽ اعتقاد ان تي آهي، مون کي توهان جي ڌمڪيءَ جي ڪا پرواهه نه آهي. الله تعالٰى منهنجو بچائڻ وارو آهي. ف ٢٠ منهنجي ايذائڻ جي پويان نه لڳو. انهن ان کي به نه مڃيو ف ٢١ يعني بني اسرائيلن. ف ٢٢ يعني فرعون پنهنجي لشڪر سان گڏ تنهنجي پويان لڳندو. اهڙي طرح حضرت موسٰى عليه السلام روانو ٿيو ۽ درياءَ تي پهتا ۽ لٺ هنيائين ته ان ۾ ٻارهن خشڪ رستا پيدا ٿي ويا، پاڻ بني اسرائيلن سان گڏ درياءَ مان لنگهي ويا ۽ پويان فرعون ۽ سندس لشڪر اچي رهيو هو. پاڻ گهريائين ته لٺ هڻي وري درياءَ کي ملائي ڇڏي ته جيئن فرعون ان مان لنگهي نه سگهي. پوءِ کيس حڪم ٿيو. ف ٢٣ ته جيئن فرعوني انهن رستن کان درياءَ ۾ داخل ٿي وڃن. ف ٢٤ حضرت موسٰى عليه السلام کي اطمينان ٿي ويو ۽ فرعون ۽ سندس لشڪر درياءَ ۾ غرق ٿي ويو ۽ انهن جو سمورو مال ۽ متاع ۽ سامان اتي رهجي ويو.

مِنْ جَنّٰتٍ وَّعُيُوْنٍ ﴿۲۵﴾ وَّزُرُوْعٍ وَّمَقَامٍ كَرِيْمٍ ﴿۲۶﴾ وَّنَعْمَةٍ كَانُوْا فِيْهَا

باغ ۽ چشما ڇڏي ويا. ۽ پوکون ۽ سٺيون جايون. و۲۵ ۽ نعمتون جن ۾ بي فڪر گذاريندا

فٰكِهِيْنَ ﴿۲۷﴾ كَذٰلِكَ ۚ وَاَوْرَثْنٰهَا قَوْمًا اٰخَرِيْنَ ﴿۲۸﴾ فَمَا بَكَتْ عَلَيْهِمُ السَّمَآءُ

هُئا. و۲۶ اسان ائين ئي ڪيو ۽ انهن جو وارث ٻي قوم کي ڪري ڇڏيو. و۲۷ پوءِ انهن تي نه ته آسمان رنو ۽ نه زمين

وَالْاَرْضُ وَمَا كَانُوْا مُنْظَرِيْنَ ﴿۲۹﴾ وَلَقَدْ نَجَّيْنَا بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ مِنَ

و۲۸ ۽ انهن کي مهلت نه ڏني وئي و۲۹ ۽ بيشڪ اسان بني اسرائيل کي ذلت جي عذاب کان ڇوٽڪارو

الْعَذَابِ الْمُهِيْنِ ﴿۳۰﴾ مِنْ فِرْعَوْنَ ۭ اِنَّهٗ كَانَ عَالِيًا مِّنَ الْمُسْرِفِيْنَ ﴿۳۱﴾

بخشيو. و۳۰ فرعون کان بيشڪ اهو تڪبر وارو حد کان لنگهندڙن مان هو

وَلَقَدِ اخْتَرْنٰهُمْ عَلٰي عِلْمٍ عَلَي الْعٰلَمِيْنَ ﴿۳۲﴾ وَاٰتَيْنٰهُمْ مِّنَ الْاٰيٰتِ

۽ بيشڪ اسان انهن کي و۳۱ ڄاڻي واڻي چونڊيو اُن زماني وارن کان. ۽ اسان انهن کي اهي نشانيون عطا فرمايون

مَا فِيْهِ بَلٰۗـؤٌا مُّبِيْنٌ ﴿۳۳﴾ اِنَّ هٰٓؤُلَاۗءِ لَيَقُوْلُوْنَ ﴿۳۴﴾ اِنْ هِىَ اِلَّا مَوْتَتُنَا

جن ۾ صريح انعام هو. و۳۲ بيشڪ اهي و۳۳ چون ٿا. اهو ته نه آهي مگر اسان جو هڪ ئي پيري مرڻ

الْاُوْلٰى وَمَا نَحْنُ بِمُنْشَرِيْنَ ﴿۳۵﴾ فَاْتُوْا بِاٰبَاۗىِٕنَآ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿۳۶﴾

و۳۴ ۽ اسان اٿاريا نه وينداسين و۳۵. پوءِ اسان جا ابا ڏاڏا وٺي اچو جيڪڏهن توهان سچا آهيو. و۳۶

اَهُمْ خَيْرٌ اَمْ قَوْمُ تُبَّعٍ ۙ وَّالَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ ۭ اَهْلَكْنٰهُمْ ۡ اِنَّهُمْ كَانُوْا

ڇا اهي بهتر آهن و۳۷ يا تبع جي قوم و۳۸ ۽ جيڪي انهن کان اڳي هُئا و۳۹ اسان انهن کي هلاڪ ڪري ڇڏيو و۴۰ بيشڪ اهي

مُجْرِمِيْنَ ﴿۳۷﴾ وَمَا خَلَقْنَا السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ وَمَا بَيْنَهُمَا لٰعِبِيْنَ ﴿۳۸﴾ مَا

ڏوهاري ماڻهو هُئا و۴۱. ۽ اسان نه خلقيو آهي آسمان ۽ زمين ۽ جو ڪجهه انهن جي وچ ۾ آهي راند جي طور تي و۴۲ اسان

خَلَقْنٰهُمَآ اِلَّا بِالْحَقِّ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَهُمْ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿۳۹﴾ اِنَّ يَوْمَ الْفَصْلِ

انهن کي نه بڻايو مگر حق سان و۴۳ پر انهن مان گهڻا نه ٿا ڄاڻن و۴۴. بيشڪ فيصلي جو ڏينهن و۴۵ انهن سمورن جو مقرر

مِيْقَاتُهُمْ اَجْمَعِيْنَ ﴿۴۰﴾ يَوْمَ لَا يُغْنِيْ مَوْلًى عَنْ مَّوْلًى شَـيْــــًٔا وَّلَا هُمْ

وقت آهي. جنهن ڏينهن ڪو به دوست ڪنهن به دوست جي ڪنهن به ڪم نه ايندو و۴۶ ۽ نه انهن جي مدد

يُنْصَرُوْنَ ﴿۴۱﴾ اِلَّا مَنْ رَّحِمَ اللّٰهُ ۭ اِنَّهٗ هُوَ الْعَزِيْزُ الرَّحِيْمُ ﴿۴۲﴾ اِنَّ شَجَرَتَ

ٿيندي و۴۷ مگر جنهن تي الله رحم ڪري و۴۸ بيشڪ اهو ئي عزت وارو مهربان آهي. بيشڪ ٿوهر جو وڻ

ع ۱ ۲۹ ۱۴

ع ۲ ۳ ۱۵

و۲۵ آراسته، پيراسته ۽ سينگاريل. و۲۶ عيش ڪندا غرور ڪندا هُئا. و۲۷ يعني بني اسرائيلن کي جيڪي نه انهن جا همر مذهب هُئا نه رشتيدار نه دوست. و۲۸ ڇو ته اهي ايماندار نه هُئا ۽ ايماندار جڏهن مري ٿو ته ان تي آسمان ۽ زمين چاليهه ڏينهن تائين روئن ٿا. جيئن ترمذيءَ جي حديث ۾ آهي، مجاهد کي چيو ويو ته ڇا مؤمن جي موت تي آسمان ۽ زمين روئن ٿا. فرمايائين ته زمين ڇو نه روئي ان ٻانهي لاءِ جيڪو زمين کي پنهنجن رڪوعن ۽ سجدن سان آباد رکندو هو ۽ آسمان ڇو نه روئي ان ٻانهي تي، جنهن جي تسبيح ۽ تڪبير آسمان ۾ پهچندي هُئي. حسن جو قول آهي ته مؤمن جي موت تي آسمان ۽ زمين وارا روئن ٿا. و۲۹ توبه وغيره جي لاءِ عذاب ۾ گرفتار ڪرڻ کان پوءِ. و۳۰ يعني غلامي ۽ سخت خدمتن ۽ محنتن کان ۽ اولاد جي قتل ڪرڻ کان، جيڪو انهن کي پهچندو هو. و۳۱ يعني بني اسرائيلن کي. و۳۲ جو انهن جي لاءِ درياءَ ۾ خشڪ رستا ناهيا، ڪڪر کي سائبان ڪيو، مَنّ ۽ سلوىٰ لاٿو، ان کان سواءِ ٻيون نعمتون ڏنيون. و۳۳ مڪي جا ڪافر. و۳۴ يعني هن زندگي کان پوءِ هڪ موت کان سواءِ اسان جي لاءِ ٻيو ڪو حال باقي نه آهي، ان مان انهن جو مقصد بعث يعني موت کان پوءِ زنده ڪرڻ جو انڪار ڪرڻ هو، جنهن کي ايندڙ جملي ۾ واضح ڪري ڇڏيائين (ڪبير). و۳۵ موت کان پوءِ زنده ڪري. و۳۶ هن ڳالهه ۾ ته اسان مرڻ کان پوءِ زنده ڪري اٿاريا وينداسون. مڪي جي ڪافرن اهو سوال ڪيو هو ته قصي بن ڪلاب کي زنده ڪري ڏيو، جيڪڏهن موت کان پوءِ ڪنهن جو زنده ٿيڻ ممڪن هجي ۽ اها انهن جي جاهلانه ڳالهه هئي، ڇو ته جنهن ڪم جي لاءِ وقت مقرر هجي، ان جو ان وقت کان اڳ وجود ۾ نه اچڻ ان جي ناممڪن هجڻ جو دليل نه ٿو ٿئي ۽ نه ان جو انڪار صحيح ٿئي ٿو. جيڪڏهن ڪو شخص ڪنهن نئين ڄميل ٻار يا ٻوٽي کي چئي ته هاڻي ان مان ميوو ڪيو ۽ ورنه اسان نه مڃينداسون ته ان مان ميوو نڪري سگهي ٿو پوءِ ته ان کي جاهل قرار ڏنو ويندو ۽ ان جو انڪار صرف بيوقوفي يا رد ئي هوندي. و۳۷ يعني مڪي جا ڪافر زور ۽ قوت ۾. و۳۸ تبع حميري يمن جو بادشاهه ايمان وارو هو ۽ سندس قوم ڪافر هئي، جيڪا نهايت قوي طاقتور ۽ گهڻي تعداد ۾ هئي. و۳۹ ڪافر امتن مان. و۴۰ سندن ڪفر جي ڪري. و۴۱ ڪافر بعث جا انڪاري. و۴۲ جيڪڏهن مرڻ کان پوءِ اٿڻ ۽ حساب ۽ ثواب نه هجي ته پوءِ خلق جي پيدائش صرف فنا جي لاءِ هوندي ۽ اهو عبث ۽ لعب آهي، تڏهن پوءِ ان دليل مان ثابت ٿيو ته ان دنيوي زندگي کان پوءِ اُخروي زندگي ضرور آهي، جنهن ۾ حساب ۽ جزا هجي. و۴۳ اهو طاعت تي ثواب ڏيو ۽ معصيت تي عذاب ڪريون. و۴۴ ته پيدا ڪرڻ جي حڪمت هيءَ آهي ته حڪيم جو فعل عبث نه ٿو ٿئي. و۴۵ يعني قيامت جو ڏينهن، جنهن ۾ الله تبارڪ وتعالىٰ پنهنجن ٻانهن ۾ فيصلو فرمائيندو. و۴۶ ۽ قرابت ۽ محبت نفعو نه ڏيندي. و۴۷ يعني ڪافرن جي. و۴۸ يعني مؤمنن کان سواءِ جو اهي الله تعالىٰ جي اذن سان هڪ ٻئي جي شفاعت ڪندا. (جمل).

الزَّقُّوْمِ ﴿٤٣﴾ طَعَامُ الْاَثِيْمِ ﴿٤٤﴾ كَالْمُهْلِ يَغْلِيْ فِي الْبُطُوْنِ ﴿٤٥﴾ كَغَلْيِ

ٿوهر ٤٩ گنهگارن جو کاڌو آهي. ٥٠ ڳريل ٽامي وانگر پيٽن ۾ ٽهڪي ٿو. تچڪندڙ پاڻيءَ جي

الْحَمِيْمِ ﴿٤٦﴾ خُذُوْهُ فَاعْتِلُوْهُ اِلٰى سَوَآءِ الْجَحِيْمِ ﴿٤٧﴾ ثُمَّ صُبُّوْا فَوْقَ

جوش وانگر. ٥١ ان کي پڪڙيو ٥٢ پوءِ زوري گهليو جهنم جي وچ طرف. پوءِ ان جي مٿي تي ٽهڪندڙ پاڻيءَ جو

رَاْسِهٖ مِنْ عَذَابِ الْحَمِيْمِ ﴿٤٨﴾ ذُقْ اِنَّكَ اَنْتَ الْعَزِيْزُ الْكَرِيْمُ ﴿٤٩﴾ اِنَّ

عذاب پرتيو. ٥٣ چک ٥٤ ڇو ته تون وڏو عزت وارو شرف وارو آهين. ٥٥ بيشڪ هيءُ آهي

هٰذَا مَا كُنْتُمْ بِهٖ تَمْتَرُوْنَ ﴿٥٠﴾ اِنَّ الْمُتَّقِيْنَ فِيْ مَقَامٍ اَمِيْنٍ ﴿٥١﴾

اهو ٥٦ جنهن ۾ توهان شڪ ڪندا هئا. ٥٧ بيشڪ خوف وارا امان جي جاءِ ۾ آهن ٥٨

فِيْ جَنّٰتٍ وَّعُيُوْنٍ ﴿٥٢﴾ يَّلْبَسُوْنَ مِنْ سُنْدُسٍ وَّاِسْتَبْرَقٍ

باغن ۽ چشمن ۾. پائيندا سخت پٽ ۽ نرم ريشم ٥٩ آمهون سامهون ٿي

مُّتَقٰبِلِيْنَ ﴿٥٣﴾ كَذٰلِكَ وَزَوَّجْنٰهُمْ بِحُوْرٍ عِيْنٍ ﴿٥٤﴾ يَدْعُوْنَ فِيْهَا

٦٠ اهڙيءَ طرح آهي ۽ اسان انهن کي پرڻائينداسون نهايت ڪاريون روشن ۽ وڏين اکين واريون. ان ۾ هر قسم جا ميوا

بِكُلِّ فَاكِهَةٍ اٰمِنِيْنَ ﴿٥٥﴾ لَا يَذُوْقُوْنَ فِيْهَا الْمَوْتَ اِلَّا الْمَوْتَةَ

گهرندا ٦١ امن امان سان. ٦٢ ان پهرئين موت کان سواءِ ٦٣ وري موت نه چکندا

الْاُوْلٰى ۚ وَوَقٰىهُمْ عَذَابَ الْجَحِيْمِ ﴿٥٦﴾ فَضْلًا مِّنْ رَّبِّكَ ۭ ذٰلِكَ

۽ الله انهن کي باهه جي عذاب کان بچائي ورتو. ٦٤ تنهنجي رب جي فضل سان اهائي وڏي

هُوَ الْفَوْزُ الْعَظِيْمُ ﴿٥٧﴾ فَاِنَّمَا يَسَّرْنٰهُ بِلِسَانِكَ لَعَلَّهُمْ يَتَذَكَّرُوْنَ ﴿٥٨﴾

ڪاميابي آهي. پوءِ اسان هن قرآن کي تنهنجي ٻوليءَ ۾ ٦٥ آسان ڪيو من اهي سمجهن ٦٦

فَارْتَقِبْ اِنَّهُمْ مُّرْتَقِبُوْنَ ﴿٥٩﴾

پوءِ تون انتظار ڪر ٦٧ اهي به ڪنهن انتظار ۾ آهن ٦٨.

ع ١٧ ٣ ١٦

سُوْرَةُ الْجَاثِيَةِ ٤٥ مَكِّيَّةٌ ٦٥ | بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ | اٰيَاتُهَا ٣٧ رُكُوْعَاتُهَا ٤

سورة جاثيه مڪي آهي هن ۾ ٣٧ ستٽيهه آيتون ۽ چار رڪوع آهن. الله نهايت مهربان رحم واري جي نالي سان شروع ڪريان ٿو.

حٰمٓ ﴿١﴾ تَنْزِيْلُ الْكِتٰبِ مِنَ اللّٰهِ الْعَزِيْزِ الْحَكِيْمِ ﴿٢﴾ اِنَّ فِي السَّمٰوٰتِ

ڪتاب جو نازل ڪرڻ الله عزت ۽ حڪمت واري جي طرفان آهي. بيشڪ آسمانن ۽ زمين



٤٩ ٿوهر هڪ خبيث نهايت ڪڙو وڻ آهي، جهنمين جي خوراڪ هوندو. حديث شريف ۾ آهي ته جيڪڏهن ان ٿوهر جو هڪ قطرو دنيا ۾ ڪيرايو وڃي ته دنيا وارن جي زندگي خراب ٿي وڃي. ٥٠ ابوجهل جو ۽ سندس سائين جو جيڪي وڏا گنهگار آهن. ٥١ جهنم جي ملائڪن کي حڪم ڏنو ويندو ته. ٥٢ يعني گنهگار کي. ٥٣ ۽ ان وقت جهنمي کي چيو ويندو ته. ٥٤ هن عذاب کي. ٥٥ ملائڪ اهو ڪلمو توهين ۽ ذلت جي لاءِ چوندا ڇو ته ابوجهل چوندو هو ته بطحاءِ ۾ مان وڏو عزت ۽ ڪرم وارو آهيان، ان کي عذاب جي وقت اهو طعنو ڏنو ويندو ۽ ڪافرن کي به اهو چيو ويندو. ٥٦ عذاب، جيڪو توهان ڏسو ٿا. ٥٧ ۽ ان تي ايمان نه آڻيندا هئو. هن کان پوءِ پرهيزگارن جو ذڪر فرمايو وڃي ٿو. ٥٨ جتي ڪو خوف نه آهي. ٥٩ يعني ريشم جا باريڪ ۽ دبيز لباس. ٦٠ جو ڪنهن جي پٺي ٻئي جي طرف نه ٿيءُ. ٦١ يعني جنت ۾ پنهنجن جنتي خادمن کي ميون حاضر ڪرڻ جو حڪم ڏيندا. ٦٢ جو ڪنهن قسم جو اند يشو نه ٿيندو ۽ نه ميون جي گهٽ ٿيڻ جو، نه ختم ٿي وڃڻ جو، نه نقصان ڪرڻ جو، نه بيري ڪو. ٦٣ جيڪو دنيا ۾ ٿي چڪو. ٦٤ ان کان ڇوٽڪارو عطا فرمايو. ٦٥ يعني عربيءَ ۾. ٦٦ ۽ نصيحت قبول ڪن ۽ ايمان آڻن پر آڻيندا نه. ٦٧ انهن جي هلاڪت ۽ عذاب جو. ٦٨ توهان جي موت جي. (قيل هٰذه الاٰية منسوخة باٰية السيف) ❁❁❁❁❁❁

١ سُوْرَةُ جَاثِيَه جو نالو سورة شريعه به آهي. هيءَ سورة قُلْ لِّلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا واري آيت کان سواءِ مڪي آهي. هن ۾ چار رڪوع، ستٽيهه آيتون، چار سؤ انياسي ڪلما ۽ هزار هڪ سؤ ايڪانوي حرف آهن.

وَالْاَرْضِ لَاٰيٰتٍ لِّلْمُؤْمِنِيْنَ ﴿٣﴾ وَفِيْ خَلْقِكُمْ وَمَا يَبُثُّ مِنْ دَآبَّةٍ اٰيٰتٌ

۾ نشانيون آهن ايمان وارن جي واسطي. ڦ ۽ توهان جي پيدائش ۾ ڦ٣ ۽ جيڪي جانور اهو پکيڙي ٿو انهن ۾

لِّقَوْمٍ يُّوْقِنُوْنَ ﴿٤﴾ وَاخْتِلَافِ الَّيْلِ وَالنَّهَارِ وَمَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ مِنَ السَّمَآءِ

نشانيون آهن يقين وارن جي واسطي ۽ رات ۽ ڏينهن جي متاسٽا ۾ ڦ٤ ۽ ان ۾ جو الله آسمان کان

مِنْ رِّزْقٍ فَاَحْيَا بِهِ الْاَرْضَ بَعْدَ مَوْتِهَا وَتَصْرِيْفِ الرِّيٰحِ اٰيٰتٌ لِّقَوْمٍ

روزي جي سبب برسات کي لاٿو پوءِ ان سان زمين کي جيارياءِئين ان جي مري وڃڻ بعد ۽ هوائن جي گردش ۾

يَّعْقِلُوْنَ ﴿٥﴾ تِلْكَ اٰيٰتُ اللّٰهِ نَتْلُوْهَا عَلَيْكَ بِالْحَقِّ فَبِاَيِّ حَدِيْثٍ

ڦ٥ نشانيون آهن عقلمندن جي واسطي. هي الله جون آيتون آهن جي اسان توتي حق سان پڙهون ٿا

بَعْدَ اللّٰهِ وَاٰيٰتِهٖ يُؤْمِنُوْنَ ﴿٦﴾ وَيْلٌ لِّكُلِّ اَفَّاكٍ اَثِيْمٍ ﴿٧﴾ يَّسْمَعُ اٰيٰتِ

پوءِ الله ۽ ان جي آيتن کي ڇڏي ڪهڙي ڳالهه تي ايمان آڻيندا. خرابي آهي هر وڏي بهتان گهڙيندڙ گنهگار جي واسطي. ڦ٦

اللّٰهِ تُتْلٰى عَلَيْهِ ثُمَّ يُصِرُّ مُسْتَكْبِرًا كَاَنْ لَّمْ يَسْمَعْهَا فَبَشِّرْهُ بِعَذَابٍ

الله جي آيتن کي ٻڌي ٿو جو ان تي پڙهيون وڃن ٿيون پوءِ هٺ ڪري ٿو وڏائي ڪندي ڦ٧ ڄڻ ته انهي ٻڌئون ئي ڪو نه ڄڻ

اَلِيْمٍ ﴿٨﴾ وَاِذَا عَلِمَ مِنْ اٰيٰتِنَا شَيْئَا اتَّخَذَهَا هُزُوًا ۗ اُولٰٓئِكَ لَهُمْ عَذَابٌ

پوءِ ان کي خوشخبري ٻڌاءِ دردناڪ عذاب جي ۽ جڏهن اسان جي آيتن مان ڪنهن تي واقف ٿئي ٿو ته ان کي مسخري ڪري

مُّهِيْنٌ ﴿٩﴾ مِنْ وَّرَآئِهِمْ جَهَنَّمُ ۚ وَلَا يُغْنِيْ عَنْهُمْ مَّا كَسَبُوْا شَيْئًا وَّ

وٺي ٿو انهن جي واسطي خواري جو عذاب آهي. انهن جي پٺيان جهنم آهي ڦ٩ انهن کي ڪو به فائدو نه ڏيندو

لَا مَا اتَّخَذُوْا مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ اَوْلِيَآءَ ۚ وَلَهُمْ عَذَابٌ عَظِيْمٌ ﴿١٠﴾ هٰذَا هُدًى ۚ

سندن ڪمايل ڦ١٠ ۽ نه اهي جن کي الله کان سواءِ حمايتي ٺاهيو هئائون ۽ انهن جي واسطي وڏو عذاب آهي.

وَالَّذِيْنَ كَفَرُوْا بِاٰيٰتِ رَبِّهِمْ لَهُمْ عَذَابٌ مِّنْ رِّجْزٍ اَلِيْمٌ ﴿١١﴾ اَللّٰهُ الَّذِيْ

هي ڦ١١ وات ڏيکارڻ آهي ۽ جن پنهنجي رب جي آيتن کي نه مڃيو انهن جي واسطي سخت دردناڪ عذاب آهي.

سَخَّرَ لَكُمُ الْبَحْرَ لِتَجْرِيَ الْفُلْكُ فِيْهِ بِاَمْرِهٖ وَلِتَبْتَغُوْا مِنْ فَضْلِهٖ وَ

الله آهي جنهن دريا توهان جي وس ۾ ڪري ڇڏيو ته ٻيڙيون ان ۾ سندس حڪم سان هلن ۽ هن لاءِ ته ان جو

لَعَلَّكُمْ تَشْكُرُوْنَ ﴿١٢﴾ وَسَخَّرَ لَكُمْ مَّا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ

فضل تلاش ڪريو ڦ١٣ ۽ هن لاءِ ته حق مڃيو. ڦ١٤ ۽ توهان جي واسطي ڪم ۾ لڳايائين جيڪي آسمانن ۾ آهي ڦ١٥

ع ١/١٧

ڦ٢ الله تعاليٰ جي قدرت ۽ ان جي وحدانيت تي دلالت ڪرڻ واريون.

ڦ٣ يعني توهان جي پيدائش ۾ ان جي قدرت ۽ حڪمت جون نشانيون آهن، جو نطفي کي خون بنائي ٿو، خون کي ڏڳ ڪري ٿو، رت جي ڏڳ کي گوشت جو ٽڪرو، ايستائين جو پورو انسان بنائي ڇڏي ٿو. ڦ٤ جو ڪڏهن گهٽجن ٿا، ڪڏهن وڌن ٿا ۽ هڪ اچي ٿو ٻيو وڃي ٿو. ڦ٥ جو ڪڏهن گرم هلي ٿي، ڪڏهن سرد، ڪڏهن ڏکڻ ڪڏهن اتر ڪڏهن اوڀر ڪڏهن اولهه کان. ڦ٦ نضر بن حارث جي لاءِ.

شان نزول:- چيو ويو آهي ته هيءَ آيت نضر بن حارث جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪو عجم جا قصا ۽ ڪهاڻيون ماڻهن کي ٻڌائي قرآن پاڪ جي ٻڌڻ کان روڪيندو هو ۽ هيءَ آيت هر اهڙي شخص جي لاءِ عام آهي، جيڪو دين کي نقصان رسائي ۽ ايمان آڻڻ ۽ قرآن ٻڌڻ کان تڪبر ڪري.

ڦ٧ يعني پنهنجي ڪفر تي. ڦ٨ ايمان آڻڻ کان. ڦ٩ يعني موت کان پوءِ انهن جو انجام ڪار ۽ نتيجو دوزخ آهي. ڦ١٠ مال، جنهن تي اهي گهڻو ناز ڪندڙ آهن. ڦ١١ يعني بت، جن کي پوڄيندا هئا. ڦ١٢ قرآن شريف. ڦ١٣ بحري سفر سان ۽ واپار سان ۽ ٽٻيون هڻي موتي وغيره ڪڍڻ سان. ڦ١٤ ان جي نعمت ڪرم ۽ فضل ۽ احسان جو. ڦ١٥ سج، چنڊ ۽ ستارا وغيره.

جَمِيْعًا مِّنْهُ ۭ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّقَوْمٍ يَّتَفَكَّرُوْنَ ﴿١٣﴾ قُلْ لِّلَّذِيْنَ

۽ جو ڪجھ زمين ۾ و١٦ پنهنجي حڪم سان بيشڪ ان ۾ نشانيون آهن سوچيندڙن جي واسطي . ايمان وارن کي

اٰمَنُوْا يَغْفِرُوْا لِلَّذِيْنَ لَا يَرْجُوْنَ اَيَّامَ اللّٰهِ لِيَجْزِيَ قَوْمًا بِمَا كَانُوْا

فرمايو ته انهن کان درگذر ڪن جيڪي الله جي ڏينهن جي اميد نٿا رکن و١٧ جيئن الله هڪ قوم کي سندس ڪمائي جو بدلو

يَكْسِبُوْنَ ﴿١٤﴾ مَنْ عَمِلَ صَالِحًا فَلِنَفْسِهٖ ۚ وَمَنْ اَسَاۗءَ فَعَلَيْهَا ۡ ثُمَّ اِلٰى

ڏي و١٨ جيڪو چڱا ڪم ڪري ته سندي لاءِ ۽ جيڪو بڇڙا ڪم ڪري ته پنهنجي نقصان لاءِ و١٩ پوءِ

رَبِّكُمْ تُرْجَعُوْنَ ﴿١٥﴾ وَلَقَدْ اٰتَيْنَا بَنِيْٓ اِسْرَاۗءِيْلَ الْكِتٰبَ وَالْحُكْمَ وَ

پنهنجي رب جي طرف موٽايا ويندؤ . و٢٠ ۽ بيشڪ اسان بني اسرائيل کي عطا ڪيو ڪتاب و٢١ ۽ حڪومت

النُّبُوَّةَ وَرَزَقْنٰهُمْ مِّنَ الطَّيِّبٰتِ وَفَضَّلْنٰهُمْ عَلَى الْعٰلَمِيْنَ ﴿١٦﴾ وَاٰتَيْنٰهُمْ

۽ نبوت ۽ اسان انهن کي پاڪ ۽ سُٺي روزي ڏني و٢٢ ۽ انهن کي سندن زماني وارن تي فضيلت ڏني سون

بَيِّنٰتٍ مِّنَ الْاَمْرِ ۚ فَمَا اخْتَلَفُوْٓا اِلَّا مِنْۢ بَعْدِ مَا جَاۗءَهُمُ الْعِلْمُ بَغْيًۢا

۽ اسان انهن کي ان ڪم جا روشن دليل ڏنا و٢٤ پوءِ انهن اختلاف نہ ڪيو و٢٥ مگر ان کان پوءِ جو وٽن علم اچي چڪو

بَيْنَهُمْ ۭ اِنَّ رَبَّكَ يَقْضِيْ بَيْنَهُمْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ فِيْمَا كَانُوْا فِيْهِ يَخْتَلِفُوْنَ ﴿١٧﴾

و٢٦ هڪ ٻئي جي ساڙ کان و٢٧ بيشڪ تنهنجو رب قيامت جي ڏينهن انهن ۾ فيصلو ڪري ڇڏيندو جنهن

ثُمَّ جَعَلْنٰكَ عَلٰي شَرِيْعَةٍ مِّنَ الْاَمْرِ فَاتَّبِعْهَا وَلَا تَتَّبِعْ اَهْوَاۗءَ

ڳالهين ۾ اختلاف ڪندا هُئا . پوءِ اسان ان ڪم جي و٢٨ سُٺي رستي تي توهان کي مقرر ڪيو و٢٩ پوءِ انهيءَ وات تي هل

الَّذِيْنَ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿١٨﴾ اِنَّهُمْ لَنْ يُّغْنُوْا عَنْكَ مِنَ اللّٰهِ شَيْـــًٔا ۭ وَاِنَّ

۽ نادانن جي سڌن جو ساٿ نہ ڏي و٣٠ بيشڪ اهي الله جي مقابلي ۾ توکي ڪو به ڪم نہ ڏيندا

الظّٰلِمِيْنَ بَعْضُهُمْ اَوْلِيَاۗءُ بَعْضٍ ۚ وَاللّٰهُ وَلِيُّ الْمُتَّقِيْنَ ﴿١٩﴾ هٰذَا

۽ بيشڪ ظالم هڪ ٻئي جا دوست آهن و٣١ ۽ پرهيزگارن جو دوست الله آهي . و٣٢

بَصَاۗىِٕرُ لِلنَّاسِ وَهُدًى وَّرَحْمَةٌ لِّقَوْمٍ يُّوْقِنُوْنَ ﴿٢٠﴾ اَمْ حَسِبَ الَّذِيْنَ

هي ماڻهن جون اکيون کوليندڙ آهي و٣٣ ۽ هدايت ۽ رحمت آهي يقين وارن جي واسطي . ڇا جن بڇڙا

اجْتَرَحُوا السَّيِّاٰتِ اَنْ نَّجْعَلَهُمْ كَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ ۙ

ڪم ڪيا و٣٤ سمجهن ٿا ته اسان انهن کي انهن جهڙو ڪنداسين جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا



ط١٦ جانور ، وڻ ۽ نهرون وغيره . و١٧ جيڪي ڏينهن ان مؤمنن جي مدد جي لاءِ مقرر فرمايا آهن الله تعالىٰ جي ڏينهن مان اهي واقعا مُراد آهن ، جن ۾ اهو پنهنجن دشمنن کي گرفتار ڪري ٿو. بهرحال انهن اميد نہ رکڻ وارن مان مُراد ڪافر آهن ۽ معنىٰ هيءَ آهي ته ڪافرن کان جيڪي ايذاءِ پهچن ۽ انهن جا ڪلما جيڪا تڪليف پهچائن ، مسلمان انهن کي معاف ڪن ، جهڳڙو نہ ڪن. (وقيل ان الاٰية منسوخة باٰية القتال). شانِ نزول : هن آيت جي شانِ نزول ۾ ڪيترائي قول آهن : هڪ هي ته غزوه بني مصطلق ۾ مسلمان بيرِ مريسيع تي لٿا : هي هڪ کوه هو ، عبدالله بن اُبي منافق پنهنجي غلام کي پاڻي جي لاءِ موڪليو ، اهو دير ڪري آيو ته ان کان سبب دريافت ڪيائين . ان چيو ته حضرت عمر فاروق رضي الله تعالىٰ عنه کوھ جي ڪناري تي ويٺو هو ، جيستائين محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالىٰ عنه جون مشڪون نہ ڀريون ، تيستائين اُن ڪنهن کي پاڻي ڀرڻ نہ ڏنو. اهو ٻُڌي ان بدبخت انهن سڳورن جي شان ۾ گستاخانہ ڪلما چيا . حضرت عمر فاروق کي ان جي خبر پيئي ته پاڻ تلوار کڻي ڪري تيار ٿيو ان تي هيءَ آيت ڪريمہ نازل ٿي . ان تقدير تي هيءَ آيت مدني آهي مقاتل جو قول آهي ته قبيلہ بني غفار جي هڪ شخص مڪه مڪرمه ۾ حضرت عمر رضي الله تعالىٰ عنه کي گاريون ڏنيون ، پاڻ ان کي پڪڙڻ جو ارادو ڪيائين ، ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ هڪ قول هي آهي ته جڏهن آيت مَنْ ذَا الَّذِيْ يُقْرِضُ اللّٰهَ قَرْضًا حَسَنًا نازل ٿي ته فنحاص يهودي چيو ته محمد (محبوب صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن) جو رب محتاج ٿي ويو (معاذالله تعالىٰ) . ان کي ٻُڌي ڪري حضرت عمر فاروق رضي الله تعالىٰ عنه تلوار کڻي ۽ اُن جي تلاش ۾ نڪتو . حضور محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن ماڻهو موڪلي کيس واپس گهرايو . و١٨ يعني سندن عملن جو. و١٩ نيڪي ۽ بُرائي جو ثواب ۽ عذاب ان جي ڪرڻ واري تي آهي . و٢٠ اهو نيڪن ۽ بڇڙن کي سندن عملن جي جزا ڏيندو . و٢١ يعني توريت . و٢٢ انهن ۾ ڪثرت سان نبي سڳورا پيدا ڪري . و٢٣ حلال ڪشادگي سان گڏوگڏ هون ۽ سندس قوم جي مالن ۽ شهرن جو مالڪ ڪري ۽ منّ ۽ سلوىٰ نازل فرمائي ڪري . و٢٤ يعني دين جي امر ۽ حلال ۽ حرام جي بيان ۽ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي مبعوث ٿيڻ جون . و٢٥ حضور محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي بعثت ۾ . و٢٦ ۽ علم اختلاف جي زوال جو سبب ٿئي ٿو ۽ هتي انهن ماڻهن جي لاءِ اختلاف جو سبب ٿيو . ان جو باعث هي آهي ته علم انهن جو مقصود نہ هو ، بلڪ انهن جو مقصود مرتبي ۽ رياست جي طلب هُئي ، انهيءَ ڪري انهن اختلاف ڪيو . و٢٧ ته انهن محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي جلوہ افروز ٿيڻ کان پوءِ پنهنجي دبدبي ۽ رياست جي انديشي کان پاڻ سڳورن سان حسد ۽ دشمني ڪئي ۽ ڪافر ٿي ويا . و٢٨ يعني دين جي . و٢٩ اي حبيب خدا صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم ! و٣٠ يعني قريش جي سردارن جي ، جيڪي پنهنجي دين جي دعوت ڏين ٿا . و٣١ صرف دُنيا ۾ آخرت ۾ انهن جو ڪو دوست نہ آهي . و٣٢ دنيا ۾ به ۽ آخرت ۾ به. ڏيپ وارن مان مُراد مؤمن آهن ۽ اڳتي قرآن پاڪ جي نسبت ارشاد ٿئي ٿو . و٣٣ جو ان سان انهن کي دين جي امور ۾ دانائي حاصل ٿئي ٿي . و٣٤ ڪُفر ۽ گناهن جا .

سَوَآءً مَّحْيَاهُمْ وَمَمَاتُهُمْ ۚ سَآءَ مَا يَحْكُمُونَ ﴿٢١﴾ وَخَلَقَ اللّٰهُ السَّمٰوٰتِ

جو هنن جي ۽ انهن جي زندگي ۽ موت برابر ٿي وڃي ف٣٥ ڪهڙو نه برو فيصلو ڪن ٿا ف٣٦ ۽ الله آسمانن ۽ زمين کي

وَالْاَرْضَ بِالْحَقِّ وَلِتُجْزٰى كُلُّ نَفْسٍۢ بِمَا كَسَبَتْ وَهُمْ لَا يُظْلَمُوْنَ ﴿٢٢﴾

حق سان بڻايو ف٣٧ ۽ هن لاءِ ته هر ساهه کي سندس ڪم جو بدلو ملي ف٣٨ ۽ انهن تي ڪو ظلم نه ٿيندو.

اَفَرَءَيْتَ مَنِ اتَّخَذَ اِلٰهَهٗ هَوٰىهُ وَاَضَلَّهُ اللّٰهُ عَلٰى عِلْمٍ وَّخَتَمَ

ڀلا ڏس ته جنهن پنهنجي سڌ کي پنهنجو خدا ٺاهيو ف٣٩ ۽ الله ان کي سندس علم جي باوجود گمراهه ڪيو

عَلٰى سَمْعِهٖ وَقَلْبِهٖ وَجَعَلَ عَلٰى بَصَرِهٖ غِشٰوَةً ۭ فَمَنْ يَّهْدِيْهِ

ف٤٠ ۽ ان جي ڪنن ۽ دل تي مُهر هڻي ڇڏيائين ۽ ان جي اکين تي پردو وجهي ڇڏيائين ف٤١ سو الله کان پوءِ ان کي ڪير

مِنْۢ بَعْدِ اللّٰهِ ۭ اَفَلَا تَذَكَّرُوْنَ ﴿٢٣﴾ وَقَالُوْا مَا هِيَ اِلَّا حَيَاتُنَا الدُّنْيَا

رستو ڏيکاري. پوءِ ڇا توهان ڌيان نه ٿا ڏيو. ۽ چوڻ لڳا ف٤٢ اهو ته ناهي مگر اسان جي دنيا جي هيءَ ئي حياتي ف٤٣

نَمُوْتُ وَنَحْيَا وَمَا يُهْلِكُنَآ اِلَّا الدَّهْرُ ۚ وَمَا لَهُمْ بِذٰلِكَ مِنْ عِلْمٍ ۚ اِنْ

مرون ٿا ۽ جيئرا ٿيون ٿا ف٤٤ ۽ اسان کي هلاڪ نه ڪندو مگر زمانو ف٤٥ ۽ انهن کي ان جو علم نه آهي ف٤٦ اهي ته فقط گمان دوڙائن ٿا

هُمْ اِلَّا يَظُنُّوْنَ ﴿٢٤﴾ وَاِذَا تُتْلٰى عَلَيْهِمْ اٰيٰتُنَا بَيِّنٰتٍ مَّا كَانَ حُجَّتَهُمْ

ف٤٧. ۽ جڏهن انهن تي اسان جون روشن آيتون پڙهيون وڃن ف٤٨ ته بس انهن جي حُجت اها ئي هوندي آهي جو چوندا آهن

اِلَّآ اَنْ قَالُوا ائْتُوْا بِاٰبَآىِٕنَآ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿٢٥﴾ قُلِ اللّٰهُ يُحْيِيْكُمْ

ته اسان جي پيءُ ڏاڏن کي وٺي اچو ف٤٩ جيڪڏهن توهان سچا آهيو ف٥٠ تون فرماءِ الله توهان کي جياري ٿو ف٥١ پوءِ توهان کي ماريندو ف٥٢

ثُمَّ يُمِيْتُكُمْ ثُمَّ يَجْمَعُكُمْ اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ لَا رَيْبَ فِيْهِ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَ

پوءِ توهان سڀني کي گڏ ڪندو ف٥٣ قيامت جي ڏينهن جنهن ۾ ڪو به شڪ نه آهي پر گهڻا ماڻهو نٿا

النَّاسِ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿٢٦﴾ وَلِلّٰهِ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۭ وَيَوْمَ تَقُوْمُ

ڄاڻن ف٥٤. ۽ الله جي واسطي ئي آهي آسمانن ۽ زمين جي بادشاهي ۽ جنهن ڏينهن قيامت قائم ٿيندي

السَّاعَةُ يَوْمَىِٕذٍ يَّخْسَرُ الْمُبْطِلُوْنَ ﴿٢٧﴾ وَتَرٰى كُلَّ اُمَّةٍ جَاثِيَةً ۣ كُلُّ اُمَّةٍ

ان ڏينهن باطل وارا گهاٽي ۾ هوندا ف٥٥ ۽ تون هر ٽولي ف٥٦ کي ڏسندين گوڏن ڀر ڪريل هر ٽولي کي سندس

تُدْعٰٓى اِلٰى كِتٰبِهَا ۭ اَلْيَوْمَ تُجْزَوْنَ مَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ﴿٢٨﴾ هٰذَا كِتٰبُنَا يَنْطِقُ

عمل نامي جي طرف سڏيو ويندو ف٥٧ اڄ توهان کي توهان جي عملن جو بدلو ڏنو ويندو. هيءُ اسان جي لکت

ف٣٥ يعني ايماندارن ۽ ڪافرن جو موت ۽ حياتي برابر ٿي وڃي، ايئن هرگز نه ٿيندو ڇو ته ايماندار زندگي ۾ طاعت تي قائم رهيا ۽ ڪافر برائين ۾ ٻڏا رهيا ته پوءِ انهن ٻنهي جي زندگي برابر نه ٿي، ايئن ئي موت به يڪسان نه آهي ته مؤمن جو موت خوشخبري، رحمت ۽ ڪرامت تي ٿئي ٿو ۽ ڪافر جو رحمت کان مايوسي ۽ پشيماني تي. شان نزول: مڪي جي مشرڪن جي هڪ جماعت مسلمانن کي چيو هو ته جيڪڏهن توهان جي ڳالهه حق هجي ۽ مرڻ کان پوءِ اٿڻو هجي ته به اسان ئي افضل رهنداسون، جيئن دنيا ۾ اسان توهان کان بهتر رهياسون، انهن جي رد ۾ هيءَ آيت نازل ٿي. ف٣٦ مخالف سرڪش مخلص فرمانبردار جي برابر ڪيئن ٿي سگهي ٿو. مؤمن مٿانهين جنتن ۾ عزت وڪرامت ۽ عيش و راحت لهندا ۽ ڪافر اسفل السافلين ۾ ذلت ۽ توهين سان سخت ترين عذاب ۾ مبتلا ٿيندا. ف٣٧ ته سندس قدرت ۽ وحدانيت جو دليل هجن. ف٣٨ نيڪ نيڪيءَ جو ۽ برو برائيءَ جو. هن آيت مان معلوم ٿيو ته هن جهان جي پيدائش سان عدل ۽ رحمت جو اظهار مقصود آهي ۽ اهو پوري طرح قيامت ۾ ئي ٿي سگهي ٿو ته حق وارن ۽ باطل وارن ۾ امتياز ڪامل هجي. مؤمن مخلص جنت جي درجن ۾ هجن ۽ ڪافر نافرمان جهنم جي هيٺاين ۾. ف٣٩ ۽ پنهنجي خواهش جو تابع ٿي ويو جنهن کي نفس چاهيو پوڄڻ لڳو. مُشرڪن جو اهو ئي حال هو ته اهي پٿر، سون ۽ چاندي وغيره کي پوڄيندا هُئا. جڏهن ڪا شيءِ انهن کي پهرين شيءِ کان سٺي معلوم ٿيندي هُئي ته پهرين کي ٽوڙي ڇڏيندا هُئا ۽ اڇلائي ڇڏيندا هُئا ۽ ٻين کي پوڄڻ لڳندا هُئا. ف٤٠ جو ان گمراهه حق کي ڄاڻي واڻي ڪري بي راهي اختيار ڪئي. مفسرن هن جي معنيٰ هيءَ به بيان ڪئي آهي ته الله تعاليٰ ان جي نتيجي ۽ ان جي بد بخت هجڻ کي ڄاڻيندي ان کي گمراهه ڪيو يعني الله تعاليٰ اڳيئي ڄاڻيندڙ هو ته هي پنهنجي اختيار سان راهِ حق کان ڦرندو ۽ گمراهي اختيار ڪندو. ف٤١ ته پوءِ ان هدايت ۽ نصيحت کي نه ٻڌو ۽ نه سمجهيو ۽ راهِ حق کي نه ڏٺو.



ف٤٢ بعث جي انڪاري. ف٤٣ يعني هن زندگيءَ کان سواءِ ٻي ڪا زندگي نه آهي. ف٤٤ يعني ڪجهه مرون ٿا ۽ ڪجهه پيدا ٿيون ٿا. ف٤٥ يعني ڏينهن ۽ رات جو دور، اهي انهيءَ کي مؤثر اعتقاد ڪندا هُئا ۽ ملڪ الموت جو ۽ حڪم الاهيءَ سان روحن قبض ڪرڻ جو انڪار ڪندا هُئا ۽ هر هڪ حادثي کي دهر ۽ زماني جي طرف منسوب ڪندا هُئا. الله تعاليٰ فرمائي ٿو. ف٤٦ يعني اهي هيءَ ڳالهه بي علمي کان چون ٿا. ف٤٧ واقعي جي خلاف. مسئلو: حوادث کي زماني جي طرف منسوب ڪرڻ ۽ ناپسند حوادث ظاهر ٿيڻ سان زماني کي برو چوڻ ممنوع آهي. حديثن ۾ ان جي ممانعت آئي آهي. ف٤٨ يعني قرآن پاڪ جون آيتون جن ۾ الله تعاليٰ جي بعث بعد الموت تي قادر هجڻ جا دليل مذڪور آهن. جڏهن ڪافر انهن جي جواب کان عاجز ٿين ٿا. ف٤٩ زنده ڪري. ف٥٠ ان ڳالهه ۾ ته مُئل زنده ڪيا ويندا. ف٥١ دنيا ۾ ان کان پوءِ جو توهان بي جان نطفو هيؤ. ف٥٢ توهان جي عمرين جي پوري ٿيڻ وقت. ف٥٣ زنده ڪري، پوءِ جيڪو پروردگار اهڙي قدرت وارو آهي ۽ اهو توهان جي ابن ڏاڏن جي زنده ڪرڻ تي به باليقين قادر آهي ۽ اهو سڀني کي زنده ڪندو. ف٥٤ ان کي جو الله تعاليٰ مُئلن کي زنده ڪرڻ تي قادر آهي ۽ انهن جو نه ڄاڻڻ دليلن جي طرف نه واجهائڻ ۽ غور نه ڪرڻ جي سبب آهي. ف٥٥ يعني ان ڏينهن ڪافرن جو نقصان ۾ هجڻ ظاهر ٿيندو. ف٥٦ يعني هر دين واري کي. ف٥٧ ۽ فرمايو ويندو.

عَلَيْكُمْ بِالْحَقِّ ۭ اِنَّا كُنَّا نَسْتَنْسِخُ مَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ﴿٢٩﴾ فَاَمَّا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا

توهان تي حق ڳالهائي ٿي اسان لکندا رهيا سي وف٥٨ جيڪي ڪجهه توهان ڪيو. پوءِ اُهي

وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ فَيُدْخِلُهُمْ رَبُّهُمْ فِيْ رَحْمَتِهٖ ۭ ذٰلِكَ هُوَ الْفَوْزُ

جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون انهن جو رب انهن کي پنهنجي رحمت ۾ جاءِ ڏيندو وف٥٩

الْمُبِيْنُ ﴿٣٠﴾ وَاَمَّا الَّذِيْنَ كَفَرُوْا ۣ اَفَلَمْ تَكُنْ اٰيٰتِيْ تُتْلٰى عَلَيْكُمْ

اهائي ڪليل ڪاميابي آهي. ۽ جن ڪفر ڪيو انهن کي فرمايو ويندو ڇا منهنجون آيتون توهان تي

فَاسْتَكْبَرْتُمْ وَكُنْتُمْ قَوْمًا مُّجْرِمِيْنَ ﴿٣١﴾ وَاِذَا قِيْلَ اِنَّ وَعْدَ اللّٰهِ حَقٌّ

پڙهيون نه ٿي ويون پوءِ به توهان وڏائي ڪندا هئا وف٦٠ ۽ توهان ڏوهاري ماڻهو هُئا. ۽ جڏهن چيو ويو

وَّالسَّاعَةُ لَا رَيْبَ فِيْهَا قُلْتُمْ مَّا نَدْرِيْ مَا السَّاعَةُ ۙ اِنْ نَّظُنُّ

بيشڪ الله جو واعدو سچو آهي وف٦١ ۽ قيامت ۾ ڪو شڪ نه آهي وف٦٢ توهان چيو ٿي اسان نٿا ڄاڻون ته قيامت ڪهڙي شيءِ آهي

اِلَّا ظَنًّا وَّمَا نَحْنُ بِمُسْتَيْقِنِيْنَ ﴿٣٢﴾ وَبَدَا لَهُمْ سَيِّاٰتُ مَا عَمِلُوْا وَ

اسان ته فقط گمان ٿا رکون ۽ اسان کي وف٦٣ يقين نه آهي. ۽ انهن تي ظاهر ٿي ويون وف٦٤

حَاقَ بِهِمْ مَّا كَانُوْا بِهٖ يَسْتَهْزِءُوْنَ ﴿٣٣﴾ وَقِيْلَ الْيَوْمَ نَنْسٰىكُمْ

سندن عملن جون بُرايون وف٦٥ ۽ انهن کي گهيري ورتو ان عذاب جنهن بابت مسخري ڪندا هُئا. ۽ فرمايو ويندو

كَمَا نَسِيْتُمْ لِقَاۗءَ يَوْمِكُمْ هٰذَا وَمَاْوٰىكُمُ النَّارُ وَمَا لَكُمْ مِّنْ نّٰصِرِيْنَ ﴿٣٤﴾

اڄ اسان توهان کي ڇڏي ڏينداسين جيئن توهان پنهنجي هن ڏينهن جي ملڻ کي وساريو هو وف٦٦ ۽ توهان جو ٺڪاڻو باهه آهي

ذٰلِكُمْ بِاَنَّكُمُ اتَّخَذْتُمْ اٰيٰتِ اللّٰهِ هُزُوًا وَّغَرَّتْكُمُ الْحَيٰوةُ الدُّنْيَا ۚ

۽ توهان جو ڪو به مددگار نه آهي وف٦٧ هي ان ڪري ته توهان الله جي آيتن کي مسخري ڪري ورتو ۽ دنيا جي حياتيءَ

فَالْيَوْمَ لَا يُخْرَجُوْنَ مِنْهَا وَلَا هُمْ يُسْتَعْتَبُوْنَ ﴿٣٥﴾ فَلِلّٰهِ الْحَمْدُ

توهان کي ڌوڪو ڏنو وف٦٨ پوءِ اڄ نه اهي باهه مان ڪڍيا ويندا ۽ نه ئي انهن کي راضي ڪرڻ جي لاءِ چيو ويندو وف٧٠

رَبِّ السَّمٰوٰتِ وَرَبِّ الْاَرْضِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٣٦﴾ وَلَهُ الْكِبْرِيَاۗءُ

پوءِ الله جي واسطي سموريون خوبيون آهن آسمانن جو رب ۽ زمين جو رب ۽ سموري جهان جو رب. ۽ انهيءَ

فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۠ وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ﴿٣٧﴾

جي واسطي وڏائي آهي آسمانن ۽ زمين ۾ ۽ اهو عزت ۽ حڪمت وارو آهي.

ع ١١ / ٢٠

وف٥٨ يعني اسان ملائڪن کي توهان جي عمل لکڻ جو حڪم ڏنو هو.

وف٥٩ جنت ۾ داخل فرمائيندو.

وف٦٠ ۽ انهن تي ايمان نه آڻيندا هيوءَ.

وف٦١ مُئلن کي زنده ڪرڻ جو.

وف٦٢ اها ضرور اينديءَ پوءِ.

وف٦٣ قيامت جي اچڻ جو.

وف٦٤ يعني ڪافرن تي آخرت ۾.

وف٦٥ جيڪي انهن دُنيا ۾ ڪيا هُئا ۽ سندن سزائون.

وف٦٦ دوزخ جي عذاب ۾.

وف٦٧ جو ايمان ۽ طاعت ڇڏي ويٺؤ.

وف٦٨ جيڪو توهان کي ان عذاب کان بچائي سگهي.

وف٦٩ پوءِ توهان ان جا شيدائي ٿي ويؤ ۽ توهان بعث ۽ حساب جو انڪار ڪري ڇڏيو.

وف٧٠ يعني هاڻي انهن کان هي به مطلوب نه آهي ته اهي توبه ڪري ۽ ايمان ۽ طاعت اختيار ڪري پنهنجي رب کي راضي ڪن ڇو ته ان ڏينهن ڪو عذر ۽ توبه قبول نه آهي.




سوره احقاف مکي آهي ۽ هن ۾ پنجٽيھ آيتون ۽ چار رکوع آهن

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِیْمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١.

حٰمٓ ① تَنْزِیْلُ الْكِتٰبِ مِنَ اللّٰهِ الْعَزِیْزِ الْحَكِیْمِ ② مَا خَلَقْنَا

هي ڪتاب ف٢ نازل ڪرڻ آهي الله عزت ۽ حڪمت واري جي طرف کان. اسان نه بنايو

السَّمٰوٰتِ وَ الْاَرْضَ وَ مَا بَیْنَهُمَاۤ اِلَّا بِالْحَقِّ وَ اَجَلٍ مُّسَمًّى ؕ

آسمانن ۽ زمين کي ۽ جو ڪجھ انهن جي وچ ۾ آهي مگر حق سان ف٣ ۽ هڪ مقرر وقت تي ف٤

وَ الَّذِیْنَ كَفَرُوْا عَمَّاۤ اُنْذِرُوْا مُعْرِضُوْنَ ③ قُلْ اَرَءَیْتُمْ مَّا

۽ ڪافر جنهن شيءِ کان ڊيڄاريا ويا ف٥ منهن ڦيريندڙ آهن. ف٦ تون فرماءِ ڀلا ٻڌايو ته اهي، جن جي

تَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ اَرُوْنِیْ مَا ذَا خَلَقُوْا مِنَ الْاَرْضِ اَمْ لَهُمْ شِرْكٌ

الله کان سواءِ توهان پوڄا ڪريو ٿا ف٧ مون کي ڏيکاريو انهن زمين جو ڪهڙو ذرو ٺاهيو يا آسمان ۾ انهن جو ڪو حصو آهي

فِی السَّمٰوٰتِ ؕ اِیْتُوْنِیْ بِكِتٰبٍ مِّنْ قَبْلِ هٰذَاۤ اَوْ اَثٰرَةٍ مِّنْ عِلْمٍ

مون وٽ آڻيو ان کان اڳي جو ڪو ڪتاب ف٨ يا ڪو بچيل سچيل علم ف٩

اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِیْنَ ④ وَ مَنْ اَضَلُّ مِمَّنْ یَّدْعُوْا مِنْ دُوْنِ

جيڪڏهن توهان سچا آهيو. ف١٠ ۽ ان کان وڌيڪ گمراهه ڪير آهي جيڪو الله کان سواءِ انهن جي پوڄا

اللّٰهِ مَنْ لَّا یَسْتَجِیْبُ لَهٗۤ اِلٰى یَوْمِ الْقِیٰمَةِ وَ هُمْ عَنْ دُعَآىٕهِمْ

ڪري ف١١ جيڪي قيامت تائين اُن جي نه ٻُڌن ۽ انهن کي هنن جي پوڄا جي خبر به نه

غٰفِلُوْنَ ⑤ وَ اِذَا حُشِرَ النَّاسُ كَانُوْا لَهُمْ اَعْدَآءً وَّ كَانُوْا بِعِبَادَتِهِمْ

هجي. ف١٢ ۽ جڏهن ماڻهن کي محشر ۾ گڏ ڪيو ويندو اهي انهن جا دشمن ٿيندا ف١٣ ۽ انهن جي پوڄا جو

كٰفِرِیْنَ ⑥ وَ اِذَا تُتْلٰى عَلَیْهِمْ اٰیٰتُنَا بَیِّنٰتٍ قَالَ الَّذِیْنَ كَفَرُوْا

انڪار ڪندا. ف١٤ ۽ انهن تي جڏهن ف١٥ پڙهيون وڃن اسان جون روشن آيتون، ته ڪافر ان وٽ آيل

لِلْحَقِّ لَمَّا جَآءَهُمْ ۙ هٰذَا سِحْرٌ مُّبِیْنٌ ⑦ ؕ اَمْ یَقُوْلُوْنَ افْتَرٰىهُ ؕ قُلْ

حق جي باري ۾ ف١٦ چون ٿا هي، ته کليو کلايو جادو آهي ف١٧ ڇا چون ٿا ته ان هن کي پنهنجي دل مان گهڙيو آهي ف١٨ تون فرماءِ

ف١ سورة احقاف مکي آهي مگر ڪن وٽ هن جون چند آيتون مدني آهن. جيئن آيت قُلْ اَرَءَیْتُمْ ۽ آيت فَاصْبِرْ كَمَا صَبَرَ ۽ ٽي آيتون وَوَصَّیْنَا الْاِنْسَانَ بِوَالِدَیْهِ. هن سورت ۾ چار رڪوع، پنجٽيھ آيتون، ڇھ سؤ چوٽيتاليھ ڪلما ۽ ٻه هزار پنج سؤ پنجانوي حرف آهن. ف٢ يعني قرآن شريف. ف٣ جو اسان جي قدرت ۽ وحدانيت تي دلالت ڪن. ف٤ اهو مقرر ميعاد قيامت جو ڏينهن آهي، جنهن جي اچڻ وقت تي آسمان ۽ زمين فنا ٿي ويندا. ف٥ ان شيءِ مان مُراد يا عذاب آهي يا قيامت جي ڏينهن جي وحشت يا قرآن پاڪ جيڪو بعث ۽ حساب جو خوف ڏياري ٿو. ف٦ جو ان تي ايمان نٿا آڻين. ف٧ يعني بت، جن کي معبود بنايو ٿا. ف٨ جيڪو الله تعاليٰ قرآن پاڪ کان اڳ لاٿو هجي. مُراد هيءَ آهي ته هي ڪتاب يعني قرآن مجيد توحيد کي ثابت ۽ شرڪ کي باطل ڪري ٿو آهي ۽ جيڪو ڪتاب به ان کان اڳ الله تعاليٰ جي طرف کان آيو ان ۾ اهو ئي بيان آهي. توهان ڪتب الاهيھ مان ڪو هڪ ڪتاب ته آڻيو ڪٿي اچو، جنهن ۾ توهان جي دين (بُت پرستي) جي گواهي هجي. ف٩ اڳين جو. ف١٠ پنهنجي ان دعويٰ ۾ ته خدا جو ڪو شريڪ آهي جنهن جي عبادت جو اُن توهان کي حڪم ڏنو آهي. ف١١ يعني بُتن کي.

ف١٢ چو ته اهي جماد بي ساهه آهن.

ف١٣ يعني بُت پنهنجن پوڄارين جا. ف١٤ ۽ چوندا ته اسان انهن کي پنهنجي عبادت جي دعوت نه ڏني، حقيقت ۾ اهي پنهنجي خواهشن جا پوڄاري هُئا. ف١٥ يعني مڪي وارن تي. ف١٦ يعني قرآن شريف کي غور ۽ فڪر ڪرڻ ۽ چڱيءَ طرح ٻُڌڻ کان سواءِ. ف١٧ جو ان جي جادو هجڻ ۾ شبهو نه آهي ۽ ان کان وڌيڪ بري ڳالهه جو نه ٿا، جنهن جو اڳتي ذڪر آهي. ف١٨ يعني محبوب سيد عالم محبوب محمّد مصطفيٰ صلى الله تعاليٰ عليه و آله وسلم.

إِنِ افْتَرَيْتُهٗ فَلَا تَمْلِكُوْنَ لِيْ مِنَ اللّٰهِ شَيْئًا ؕ هُوَ اَعْلَمُ بِمَا

جيڪڏهن مون ان کي پاڻ ناهيو هجي ته توهان الله جي اڳيان منهنجي واسطي ڪو اختيار نٿا رکو ١٩ ۽ اهو چڱي طرح ڄاڻي ٿو جن ڳالهين ۾

تُفِيْضُوْنَ فِيْهِ ؕ كَفٰى بِهٖ شَهِيْدًا بَيْنِيْ وَبَيْنَكُمْ ؕ وَهُوَ الْغَفُوْرُ

توهان مشغول آهيو ٢٠ ۽ اهو ڪافي آهي منهنجي ۽ توهان جي وچ ۾ شاهد ۽ اهو ئي بخشڻهار

الرَّحِيْمُ ۝٨ قُلْ مَا كُنْتُ بِدْعًا مِّنَ الرُّسُلِ وَمَا اَدْرِيْ مَا يُفْعَلُ

مهربان آهي. ٢١ تون فرماءِ مان ڪو نئون رسول نه آهيان ٢٢ ۽ مان نه ٿو ڄاڻان ته مون سان ڇا ڪيو ويندو

بِيْ وَلَا بِكُمْ ؕ اِنْ اَتَّبِعُ اِلَّا مَا يُوْحٰٓى اِلَيَّ وَمَآ اَنَا اِلَّا نَذِيْرٌ مُّبِيْنٌ ۝٩

۽ توهان سان ڇا ٢٣ مان ته فقط انهيءَ جو تابع آهيان جو ڪجهه مون ڏانهن وحي اچي ٿو ٢٤ ۽ مان نه آهيان مگر صاف ڊيڄاريندڙ

قُلْ اَرَءَيْتُمْ اِنْ كَانَ مِنْ عِنْدِ اللّٰهِ وَكَفَرْتُمْ بِهٖ وَشَهِدَ شَاهِدٌ

تون فرماءِ ڀلا ڏسو ته جيڪڏهن اهو قرآن الله جي طرفان هجي ۽ توهان ان جو انڪار ڪيو ۽ بني اسرائيلن جو

مِّنْۢ بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ عَلٰى مِثْلِهٖ فَاٰمَنَ وَاسْتَكْبَرْتُمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ

هڪ شاهد ٢٥ ان بابت شاهدي ڏئي چڪو ٢٦ پوءِ اهو ايمان آڻي چڪو ۽ توهان وڏائي ڪئي ٢٧

لَا يَهْدِي الْقَوْمَ الظّٰلِمِيْنَ ۝١٠ وَقَالَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لِلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا

بيشڪ الله واٽ نه لائيندو آهي ظالمن کي. ۽ ڪافرن مسلمانن کي چيو جيڪڏهن ان ۾

لَوْ كَانَ خَيْرًا مَّا سَبَقُوْنَآ اِلَيْهِ ؕ وَاِذْ لَمْ يَهْتَدُوْا بِهٖ فَسَيَقُوْلُوْنَ

٢٨ ڪا ڀلائي هجي ها ته هي ٢٩ اسان کان ان تائين اڳي نه پهچن ها ٣٠ ۽ جڏهن انهن کي ان جي طرف هدايت نه ٿي ته هاڻي ٣١

هٰذَآ اِفْكٌ قَدِيْمٌ ۝١١ وَمِنْ قَبْلِهٖ كِتٰبُ مُوْسٰٓى اِمَامًا وَّرَحْمَةً ؕ وَهٰذَا

چوندا هي ته پراڻو بهتان آهي. ۽ ان کان اڳي موسىٰ جو ڪتاب ٣٢ آهي اڳواڻ ۽ رحمت ۽ هي ڪتاب

كِتٰبٌ مُّصَدِّقٌ لِّسَانًا عَرَبِيًّا لِّيُنْذِرَ الَّذِيْنَ ظَلَمُوْا ۖ وَبُشْرٰى

آهي تصديق فرمائيندڙ ٣٣ عربي ٻولي ۾ جيئن ظالمن کي ڊپ ڏيارڻ ۽ نيڪن کي خوشخبري

لِلْمُحْسِنِيْنَ ۝١٢ اِنَّ الَّذِيْنَ قَالُوْا رَبُّنَا اللّٰهُ ثُمَّ اسْتَقَامُوْا فَلَا خَوْفٌ

بيشڪ اهي جن چيو ته اسان جو رب الله آهي پوءِ ثابت قدم رهيا ٣٤ نه انهن تي

عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ۝١٣ اُولٰٓئِكَ اَصْحٰبُ الْجَنَّةِ خٰلِدِيْنَ

خوف آهي ٣٥ ۽ نه انهن کي ڪو غم ٣٦ اهي جنت وارا آهن جنهن ۾ هميشه رهندا



ع ١٠

١٩ يعني جيڪڏهن بالفرض مان دل کان ناهيان ها ۽ ان کي الله تعاليٰ جو ڪلام ٻڌايان ها ته اهو الله تعاليٰ تي بهتان هجي ها ۽ الله تعاليٰ اهڙي بهتان مڙهڻ واري کي جلد سزا ۾ گرفتار ڪري ٿو. توهان کي ته اها قدرت نه آهي، جو توهان ان جي سزا کان بچائي سگهو يا ان جي عذاب کي ٽاري سگهو. پوءِ ڪهڙي طرح ٿي سگهي ٿو جو مان توهان جي سبب الله تعاليٰ تي بهتان مڙهيان.

٢٠ ۽ جيڪو ڪجهه قرآن پاڪ جي متعلق چئو ٿا.

٢١ يعني جيڪڏهن توهان ڪفر کان توبه ڪري ايمان آڻيو ته الله تعاليٰ توهان جي بخشش فرمائيندو ۽ توهان تي رحمت ڪندو.

٢٢ مون کان اڳ ۾ رسول اچي چڪا آهن، پوءِ توهان ڇو نبوت جو انڪار ڪريو ٿا.

٢٣ ان جي معنيٰ ۾ مفسرن جا چند قول آهن: هڪ هي ته قيامت ۾ جيڪو مون سان ۽ توهان سان ڪيو ويندو، اهو مون کي معلوم نه آهي. اها معنيٰ هجي ته پوءِ اها آيت منسوخ آهي. روايت ٿيل آهي ته جڏهن اها آيت نازل ٿي تڏهن مشرڪ خوش ٿيا ۽ چوڻ لڳا ته لات ۽ عزيٰ جو قسم! الله تعاليٰ وٽ اسان جو ۽ (محبوب) محمد (صلى الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن) جو هڪ جهڙو حال آهي، کين اسان تي ڪا به فضيلت حاصل نه آهي. اگر اهو قرآن پاڪ سندن ناهيل نه هجي ها ته سندن موڪلڻ وارو کين ضرور خبر ڏي ها ته ساڻن ڇا ڪندو. پوءِ الله تعاليٰ آيت لِيَغْفِرَ لَكَ اللّٰهُ مَا تَقَدَّمَ مِنْ ذَنْبِكَ وَمَا تَاَخَّرَ نازل فرمائي. صحابه ڪرام عرض ڪيو يا محبوب نبي الله صلى الله تعاليٰ عليه واله وسلم! محبوب سائين جن کي مبارڪ هجي، جو حضور جن کي معلوم ٿي ويو ته حضور جن سان ڇا ڪيو ويندو. باقي هي انتظار آهي ته اسان سان ڇا ڪندو؟ ان تي الله تعاليٰ هي آيت نازل فرمائي لِيُدْخِلَ الْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنٰتِ جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ پڻ آيت بَشِّرِ الْمُؤْمِنِيْنَ بِاَنَّ لَهُمْ مِّنَ اللّٰهِ فَضْلًا كَبِيْرًا يعني الله تعاليٰ بيان فرمائي ڇڏيو ته محبوب سائين جن سان ڇا برتاءُ ڪندو ۽ مؤمنن سان ڇا. ٻيو قول هن آيت جي تفسير ۾ هي آهي ته آخرت جو حال ته محبوب سائين جن کي پنهنجو به معلوم آهي، مؤمنن جو به، ڪوڙن جو به. پر دنيا ۾ ڇا ڇا ڪيو ويندو، سو معلوم نه آهي. جيڪڏهن اها معنيٰ ورتي وڃي ته پوءِ به آيت منسوخ آهي. الله تعاليٰ محبوب سائين کي هي به ٻڌائي ڇڏيو لِيُظْهِرَهٗ عَلَى الدِّيْنِ كُلِّهٖ ۽ مَا كَانَ اللّٰهُ لِيُعَذِّبَهُمْ وَاَنْتَ فِيْهِمْ. بهرحال الله تعاليٰ پنهنجي حبيب صلى الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن ۽ سندن امت سان پيش اچڻ وارن امرن کان کين مطلع فرمائي ڇڏيو، توڙي اهي دنيا جا هجن يا آخرت جا. ۽ جيڪڏهن درايت، بمعنيٰ ادارڪ بالقياس يعني عقل سان ڄاڻڻ جي معنيٰ ورتي وڃي ته پوءِ مضمون اجايو ۽ ڏاڍيڪ صاف آهي ۽ آيت جو ان کان پوءِ وارو جملو ان جو مددگار ۽ مؤيد آهي. علامه نيشاپوري ان آيت جي تحت فرمايو ته ان ۾ نفي پنهنجي ذات سان ڄاڻڻ جي آهي، وحي جي طرف کان ڄاڻڻ جي نفي نه آهي. ٢٤ يعني مان جيڪو ڪجهه ڄاڻان ٿو ۽ الله تعاليٰ جي تعليم سان ڄاڻان ٿو.

٢٥ اهو حضرت عبدالله بن سلام آهي، جنهن نبي ڪريم محبوبِ عظيم صلى الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن تي ايمان آندو ۽ سندن نبوت جي صحت جي شاهدي ڏني. ٢٦ ته اهو قرآن پاڪ الله تعاليٰ جي طرفان آهي. ٢٧ ۽ ايمان کان محروم رهيو، پوءِ ان جو نتيجو ڇا ٿيڻو آهي. ٢٨ يعني دينِ محبوب محمد مصطفيٰ صلى الله تعاليٰ عليه واله وسلم ۾. ٢٩ غريب ماڻهو. ٣٠ شانِ نزول: هيءَ آيت مڪي جي مشرڪن جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪي چوندا هئا ته دينِ محمدي حق هجي ها ته فلاڻو ۽ فلاڻو ان کي اسان کان اڳ ڪيئن قبول ڪري وٺن ها. ٣١ عناد کان قرآن شريف جي نسبت ٣٢ توريت. ٣٣ پهرين ڪتابن جي. ٣٤ الله تعاليٰ جي توحيد ۽ محبوب سيد عالم صلى الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن جي شريعت تي آخري گهڙيءَ تائين. ٣٥ قيامت ۾. ٣٦ موت جي وقت.

فِيْهَا ۚ جَزَآءً ۢ بِمَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿١٤﴾ وَوَصَّيْنَا الْاِنْسَانَ بِوَالِدَيْهِ

سندن عملن جو انعام. ۽ اسان انسان کي حڪم ڪيو ته پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ سان ڀلائي ڪري

اِحْسٰنًا ؕ حَمَلَتْهُ اُمُّهٗ كُرْهًا وَّوَضَعَتْهُ كُرْهًا ؕ وَحَمْلُهٗ وَفِصٰلُهٗ

سندس ماءُ ڪيس پيٽ ۾ رکيو تڪليف سان ۽ ڪيس ڄڻيائين تڪليف سان ۽ ان کي کڻڻ ۽ ان کان ٿڃ ڇڏائڻ

ثَلٰثُوْنَ شَهْرًا ؕ حَتّٰۤى اِذَا بَلَغَ اَشُدَّهٗ وَبَلَغَ اَرْبَعِيْنَ سَنَةً ۙ

(جو مدو) ٽيهه مهينا آهي ف٣٧ ايستائين جو جڏهن پنهنجي طاقت کي پهتو ف٣٨ ۽ چاليهن سالن جو ٿيو ف٣٩ عرض

قَالَ رَبِّ اَوْزِعْنِيْۤ اَنْ اَشْكُرَ نِعْمَتَكَ الَّتِيْۤ اَنْعَمْتَ عَلَيَّ وَ

ڪيائين اي منهنجا رب منهنجي دل ۾ همت ڏي ته مان تنهنجي نعمت جو شڪر ادا ڪريان جيڪا تو مون تي ۽ منهنجي ماءُ پيءُ

عَلٰى وَالِدَيَّ وَاَنْ اَعْمَلَ صَالِحًا تَرْضٰىهُ وَاَصْلِحْ لِيْ فِيْ

تي ڪئي ف٤٠ ۽ مان اهي ڪم ڪريان جيڪي تو کي وڻن ۽ ف٤١ بهتري ڪر منهنجي واسطي منهنجي اولاد ۾

ذُرِّيَّتِيْ ؕۚ اِنِّيْ تُبْتُ اِلَيْكَ وَاِنِّيْ مِنَ الْمُسْلِمِيْنَ ﴿١٥﴾ اُولٰٓئِكَ

ف٤٢ بيشڪ مان تنهنجي طرف رجوع ڪيم ف٤٣ ۽ بيشڪ مان مسلمان آهيان ف٤٤ هي آهن اهي

الَّذِيْنَ نَتَقَبَّلُ عَنْهُمْ اَحْسَنَ مَا عَمِلُوْا وَنَتَجَاوَزُ عَنْ سَيِّاٰتِهِمْ

جن جون نيڪيون اسان قبول فرمائيندا سين ف٤٥ ۽ انهن جي ڪوتاهين کان درگذر فرمائينداسين

فِيْۤ اَصْحٰبِ الْجَنَّةِ ؕ وَعْدَ الصِّدْقِ الَّذِيْ كَانُوْا يُوْعَدُوْنَ ﴿١٦﴾

جنت وارن ۾. سچو واعدو جيڪو انهن سان ڪيو ويندو هو. ف٤٦ ۽ اهو جنهن پنهنجي

وَالَّذِيْ قَالَ لِوَالِدَيْهِ اُفٍّ لَّكُمَاۤ اَتَعِدٰنِنِيْۤ اَنْ اُخْرَجَ وَقَدْ

ماءُ پيءُ کي چيو ف٤٧ اُف توهان کان دل ڀڄي ٿي ويئي ڇا مون کي ڌمڪي ڏيو ٿا ته وري جياريو ويندس حالانڪ مون کان اڳ ۾

خَلَتِ الْقُرُوْنُ مِنْ قَبْلِيْ ۚ وَهُمَا يَسْتَغِيْثٰنِ اللّٰهَ وَيْلَكَ اٰمِنْ ۖۗ

ڪيئي قومون گذري چڪيون ف٤٨ ۽ اهي ٻئي ف٤٩ الله وٽ فرياد ڪن ٿا تنهنجي واسطي ويل هجي ايمان آڻ بيشڪ الله جو واعدو

اِنَّ وَعْدَ اللّٰهِ حَقٌّ ۚۖ فَيَقُوْلُ مَا هٰذَاۤ اِلَّاۤ اَسَاطِيْرُ الْاَوَّلِيْنَ ﴿١٧﴾ اُولٰٓئِكَ

سچو آهي ف٥٠ پوءِ چوي ٿو هي ته نه آهن مگر اڳين جون آکاڻيون. هي آهن اهي جن تي

الَّذِيْنَ حَقَّ عَلَيْهِمُ الْقَوْلُ فِيْۤ اُمَمٍ قَدْ خَلَتْ مِنْ قَبْلِهِمْ مِّنَ

ڳالهه ثابت ٿي چڪي ف٥١ انهن ٽولن ۾ جيڪي انهن کان اڳي گذريا جن ۽

ف٣٧ مسئلو. هن آيت مان ثابت ٿئي ٿو ته حمل جي مدت گهٽ ۾ گهٽ ڇهه مهينا آهي ڇو ته جڏهن ڪير ڇڏائڻ جي مدت ٻه سال ٿي، جيئن الله تعالیٰ فرمايو حَوْلَيْنِ كَامِلَيْنِ ته پوءِ حمل جي لاءِ ڇهه مهينا باقي رهيا. اهو قول آهي امام ابو يوسف ۽ امام محمد رحمهما الله تعالیٰ جو ۽ حضرت امام اعظم ابو حنيفه رضي الله تعالیٰ عنه وٽ هن آيت مان رضاع جي مدت اڍائي سال ثابت ٿئي ٿي. مسئلي جا تفصيل دليلن سان گڏ اصول جي ڪتابن ۾ مذڪور آهن. ف٣٨ ۽ عقل ۽ قوت مستحڪم ٿي ۽ اها ڳالهه ٽيهن کان چاليهن سالن تائين جي عمر ۾ حاصل ٿئي ٿي. ف٣٩ هيءَ آيت حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنه جي حق ۾ نازل ٿي. سندس عمر محبوب سيد عالم صلي الله تعالیٰ عليه واله وسلم جن کان ٻه سال گهٽ هئي. جڏهن حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالیٰ عنه جي عمر ارڙهن سال ٿي ته پاڻ محبوب سيد عالم صلي الله تعالیٰ عليه واله وسلم جن جي صحبت اختيار ڪيائين. ان وقت محبوب سائين جن جي عمر مبارڪ ويهه سال هئي. حضور محبوب عليه الصلوٰة والسلام جن جي همراهي ۾ واپار جي غرض سان شام ملڪ جو سفر ڪيائين. هڪ منزل تي ترسيا. اتي هڪ ٻير جو وڻ هو. محبوب ڪريم صلي الله تعالیٰ عليه واله وسلم جن ان وڻ جي ڇانوَ ۾ تشريف فرما ٿيا. ويجهو ئي هڪ راهب رهندو هو. حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالیٰ عنه ان ڏانهن هليو ويو. راهب ڪيس چيو اهي صاحب ڪير آهن، جيڪي ان ٻير جي ڇانوَ ۾ جلوه فرما آهن؟ حضرت صديق اڪبر فرمايو ته اهي (محبوب) محمد (صلي الله تعالیٰ عليه واله وسلم) بن عبدالله آهن، عبدالمطلب جا پوٽا. راهب چيو خدا جو قسم اهي نبي آهن. ان ٻير جي ڇانوَ ۾ حضرت عيسیٰ عليه السلام کان پوءِ اڄ تائين انهن کان سواءِ ڪو به نه ويٺو. اهي ئي نبي آخرالزمان آهن. راهب جي اها ڳالهه حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالیٰ عنه جي دل تي گهرو اثر ڪري ويئي ۽ نبوت جو يقين سندس دل ۾ ڄمي ويو ته هن ٻي سندن پاڪيزه محبت کي پاڻ تي لازم ڪيائين سفر ۽ حضر ۾ ڪڏهن جدا نه ٿيندو هو. جڏهن محبوب سيد عالم صلي الله تعالیٰ عليه واله وسلم جن جي عمر شريف چاليهه سال ٿي ۽ الله تعالیٰ اوهان کي پنهنجي نبوت ۽ رسالت سان سرفراز فرمايو ته حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالیٰ عنه مٿن ايمان آندو ان وقت سندس عمر اٺٽيهه سال هئي. جڏهن سندس عمر چاليهه سال ٿي ته ان الله تعالیٰ کان اها دعا گهري. ف٤٠ ته اسان سڀني کي هدايت فرمايئي ۽ اسلام سان مشرف ڪيئي. حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنه جي والد جو نالو ابو قحافه ۽ والده جو نالو ام الخير آهي. ف٤١ سندس اها دعا مستجاب ٿي ۽ الله تعالیٰ کيس سهڻي عمل جي اها دولت عطا فرمائي، جو سموري امت جا عمل سندس هڪ عمل جي برابر نه ٿا ٿي سگهن. سندس نيڪين مان هڪ نيڪي هيءَ آهي ته نوَ مؤمن جيڪي ايمان جي سبب کان سخت ايذائن ۽ تڪليفن ۾ مبتلا هئا تن کي پاڻ آزاد ڪيائين. انهن مان حضرت بلال رضي الله تعالیٰ عنه آهي ۽ پاڻ هيءَ دعا گهريائين. ف٤٢ اها دعا به مستجاب ٿي. الله تعالیٰ سندس اولاد ۾ صلاح رکي. سندس سموري اولاد مؤمن آهي ۽ انهن ۾ حضرت ام المؤمنين عائشه صديقه رضي الله تعالیٰ عنها جو مرتبو ڪيتري قدر بلند ۽ بالا آهي جو سڀني عورتن تي الله تعالیٰ ڪيس فضيلت ڏني آهي. حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالیٰ عنه جا والدين سڳورا به مسلمان ۽ سندس صاحبزادا محمد، عبدالله ۽ عبدالرحمان ۽ سندس صاحبزاديون، حضرت عائشه ۽ حضرت اسماء ۽ سندس پوٽو محمد بن عبدالرحمان، اهي سڀ مؤمن ۽ سڀ صحابيت جي شرف سان مُشرف آهن. سندس کان سواءِ ڪو ٻيو اهڙو نه آهي، جنهن کي اها فضيلت حاصل هجي جو ان جا والدين به صحابي هجن، خود به صحابي، اولاد به صحابي، چار پُشتن صحابيت جي شرف سان مشرف. ف٤٣ هر امر ۾ جنهن ۾ تنهنجي رضا هجي. ف٤٤ دل سان به ۽ زبان سان به. ف٤٥ انهن تي ثواب ڏيندا سون. ف٤٦ دُنيا ۾ نبي اڪرم محبوب مڪرم صلي الله تعالیٰ عليه واله وسلم جن جي زبان مبارڪ سان. ف٤٧ ان مان مراد ڪو خاص شخص نه آهي، بلڪ ڪافر جيڪو آخرت جو منڪر هجي ۽ والدين جو نافرمان جنهن کي سندس والدين ڪيس دين حق جي دعوت ڏيندا هجن ۽ اهو انڪار ڪندو هجي. ف٤٨ انهن مان ڪو مري ڪري زنده نه ٿيو. ف٤٩ ماءُ ۽ پيءُ. ف٥٠ مُئلن زنده فرمائڻ جو. ف٥١ عذاب جي.

الْجِنِّ وَالْاِنْسِ ؕ اِنَّهُمْ كَانُوْا خٰسِرِيْنَ ﴿١٨﴾ وَلِكُلٍّ دَرَجٰتٌ مِّمَّا عَمِلُوْا ۚ

انسان بيشڪ اهي نقصان وارا هئا. ۽ هر هڪ جي واسطي ف٥٢ پنهنجي عمل جي مطابق درجا آهن ف٥٣

وَلِيُوَفِّيَهُمْ اَعْمَالَهُمْ وَهُمْ لَا يُظْلَمُوْنَ ﴿١٩﴾ وَيَوْمَ يُعْرَضُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا

۽ جيئن الله انهن کي سندن عمل جو پورو پورو بدلو ڏي ف٥٤ انهن تي ظلم نه ٿيندو. ۽ جنهن ڏينهن ڪافر باهه تي پيش ڪيا ويندا

عَلَى النَّارِ ؕ اَذْهَبْتُمْ طَيِّبٰتِكُمْ فِيْ حَيَاتِكُمُ الدُّنْيَا وَاسْتَمْتَعْتُمْ

انهن کي فرمايو ويندو ته توهان پنهنجي حصي جون پاڪ شيون پنهنجي دنيا جي حياتي ۾ فنا ڪري ڇڏيون ۽ انهن مان نفعو وٺي بيٺؤ

بِهَا ۚ فَالْيَوْمَ تُجْزَوْنَ عَذَابَ الْهُوْنِ بِمَا كُنْتُمْ تَسْتَكْبِرُوْنَ فِي

ف٥٥ پوءِ اڄ توهان کي بدلو ڏنو ويندو خواري واري عذاب جو سزا ان جي جو توهان زمين ۾ ناحق وڏائي

الْاَرْضِ بِغَيْرِ الْحَقِّ وَبِمَا كُنْتُمْ تَفْسُقُوْنَ ﴿٢٠﴾ ع وَاذْكُرْ اَخَا عَادٍ ؕ اِذْ

ڪندا هئا ۽ سزا ان جي جو نافرماني ڪندا هئا. ف٥٦ ۽ ياد ڪريو عاد جي قوم کي ف٥٧ جڏهن ان

اَنْذَرَ قَوْمَهٗ بِالْاَحْقَافِ وَقَدْ خَلَتِ النُّذُرُ مِنْۢ بَيْنِ يَدَيْهِ وَ

پنهنجي قوم کي احقاف جي سرزمين ۾ ڊيڄاريو ف٥٨ ۽ بيشڪ ان کان اڳ ۾ ڊيڄاريندڙ گذري چڪا

مِنْ خَلْفِهٖۤ اَلَّا تَعْبُدُوْۤا اِلَّا اللّٰهَ ؕ اِنِّيْۤ اَخَافُ عَلَيْكُمْ عَذَابَ يَوْمٍ

۽ ان کان پوءِ به ته الله کان سواءِ ڪنهن جي پوڄا نه ڪريو بيشڪ مون کي توهان تي هڪ وڏي ڏينهن جي عذاب جو خوف

عَظِيْمٍ ﴿٢١﴾ قَالُوْۤا اَجِئْتَنَا لِتَاْفِكَنَا عَنْ اٰلِهَتِنَا ۚ فَاْتِنَا بِمَا تَعِدُنَاۤ اِنْ

آهي. چيائون ڇا تون هن لاءِ آئين جو اسان کي اسان جي معبودن کان ڦيرين پوءِ اسان تي آڻ ف٥٩ جنهن جو اسان کي وعدو ڏين ٿو

كُنْتَ مِنَ الصّٰدِقِيْنَ ﴿٢٢﴾ قَالَ اِنَّمَا الْعِلْمُ عِنْدَ اللّٰهِ ۖ وَاُبَلِّغُكُمْ مَّاۤ

جيڪڏهن تون سچو آهين. ف٦٠ ان فرمايو ف٦١ ان جي خبر ته الله وٽ ئي آهي ف٦٢ مان ته توهان کي پنهنجي رب جو

اُرْسِلْتُ بِهٖ وَلٰكِنِّيْۤ اَرٰىكُمْ قَوْمًا تَجْهَلُوْنَ ﴿٢٣﴾ فَلَمَّا رَاَوْهُ عَارِضًا

پيغام پهچايان ٿو هائو منهنجي ڄاڻ ۾ توهان ڄڻا جاهل آهيو ف٦٣ پوءِ جڏهن انهن عذاب کي ڏٺو ڪڪر وانگر

مُّسْتَقْبِلَ اَوْدِيَتِهِمْ ۙ قَالُوْا هٰذَا عَارِضٌ مُّمْطِرُنَا ؕ بَلْ هُوَ مَا

آسمان جي ڪناري ۾ پکڙيل انهن جي وادين جي طرف ايندي ف٦٤ چيائون هي ڪڪر آهي اسان تي وسڻ وارو ف٦٥ بلڪ هي ته اهو

اسْتَعْجَلْتُمْ بِهٖ ؕ رِيْحٌ فِيْهَا عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿٢٤﴾ ۙ تُدَمِّرُ كُلَّ شَيْءٍۢ بِاَمْرِ

آهي جنهن جي توهان جلدي ٿي مچائي هڪ طوفان جنهن ۾ دردناڪ عذاب آهي هر شيءِ کي تباهه ڪري رکندو پنهنجي رب جي حڪم

ع ١٠ ٢

ف٥٢ مؤمن هجي يا ڪافر.

ف٥٣ يعني منزلون ۽ مرتبا آهن. الله تعاليٰ وٽ قيامت جي ڏينهن جنت جا درجا بلند ٿيندا وڃن ٿا ۽ جهنم جا درجا گهٽ ٿيندا وڃن ٿا، پوءِ جن جا عمل سٺا هجن، سي جنت ۾ مٿانهين درجي ۾ هوندا ۽ جيڪي ڪفر ۽ نافرماني ۾ انتها کي پهچي ويا هجن، سي جهنم جي سڀ کان هيٺين درجي ۾ هوندا.

ف٥٤ يعني مؤمن ۽ ڪافرن کي فرمانبرداري ۽ نافرماني جي پوري جزا ڏي.

ف٥٥ يعني لذت ۽ عيش، جيڪو توهان کي ملڻو هو، اهو سڀ دنيا ۾ ئي توهان ختم ڪري ڇڏيو. هاڻي توهان جي لاءِ آخرت ۾ ڪجهه به باقي نه رهيو ۽ ڪن مفسرن جو قول آهي ته طيبات مان طاقت جسمانيه ۽ جواني مراد آهي ۽ معنيٰ هي آهي ته توهان پنهنجي جواني ۽ پنهنجين قوتن کي دنيا جي اندر ڪفر ۽ نافرماني ۾ خرچ ڪري ڇڏيو.

ف٥٦ هن آيت ۾ الله تعاليٰ دنيوي لذتن اختيار ڪرڻ تي ڪافرن کي ملامت فرمائي ته پوءِ محبوب رسول ڪريم صلی الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن ۽ سندن صحابه ڪرام دنيوي لذتن کان ڪناره ڪشي اختيار فرمائي، بخاري ۽ مسلم جي حديث ۾ آهي ته حضور محبوب سيدِ عالم صلی الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي وفات تائين محبوب سائين جي اهل بيت ڪڏهن جَوَن جي ماني به ٻه ڏينهن برابر نه کاڌي. هي به حديث ۾ آهي پورو پورو مهينو گذري ويندو هو ۽ دولت سراءِ اقدس ۾ باهه نه ٻرندي هئي. چند کارڪن ۽ پاڻيءَ تي گذر ڪيو ويندو هو. حضرت عمر رضی الله تعاليٰ عنه کان روايت ٿيل آهي ته پاڻ فرمائيندا هئا ته مان چاهيان ته توهان کان سٺو کاڌ و کاوان ۽ توهان کان ڀلو لباس پهريان، پر مان پنهنجو عيش ۽ راحت پنهنجي آخرت جي لاءِ باقي رکڻ چاهيان ٿو.

ف٥٧ حضرت هود عليه السلام.

ف٥٨ شرڪ کان ۽ احقاف هڪ ريگستاني وادي آهي، جتي عاد قوم جا ماڻهو رهندا هئا.

ف٥٩ اهو عذاب.

ف٦٠ ان ڳالهه ۾ ته عذاب اچڻ وارو آهي.

ف٦١ يعني حضرت هود عليه السلام.

ف٦٢ جو عذاب ڪڏهن ايندو؟.

ف٦٣ جو عذاب ۾ جلدي ڪريو ٿا ۽ عذاب کي چاهيو نٿا ته ڇا شيءِ آهي. ف٦٤ ۽ گهڻي مدت کان انهن جي سرزمين ۾ برسات نه پيئي هئي، ان ڪاري ڪڪر کي ڏسي ڪري خوش ٿيا.

ف٦٥ حضرت هود عليه السلام فرمايو.

رَبِّهَا فَاَصْبَحُوْا لَا يُرٰٓى اِلَّا مَسٰكِنُهُمْ ؕ كَذٰلِكَ نَجْزِى الْقَوْمَ

سان وٺ٦٦ صبح جو رهجي ويا جو ڏسڻ ۾ نٿي آيون مگر خالي جايون سندن اسان ايئن ئي سزا ڏيندا آهيون

الْمُجْرِمِيْنَ ﴿٢٥﴾ وَلَقَدْ مَكَّنّٰهُمْ فِيْمَآ اِنْ مَّكَّنّٰكُمْ فِيْهِ وَجَعَلْنَا

مجرمن کي ۽ بيشڪ اسان انهن کي اهو جماءُ ڏنو هو جيڪو توهان کي نه ڏنو وٺ٦٧ ۽ انهن جي واسطي ڪن ۽

لَهُمْ سَمْعًا وَّاَبْصَارًا وَّاَفْـِٕدَةً ۖ فَمَآ اَغْنٰى عَنْهُمْ سَمْعُهُمْ وَلَآ

اکيون ۽ دل بنائي وٺ٦٨ پوءِ سندن ڪنهن ڪم نه آيا ڪن ۽

اَبْصَارُهُمْ وَلَآ اَفْـِٕدَتُهُمْ مِّنْ شَيْءٍ اِذْ كَانُوْا يَجْحَدُوْنَ بِاٰيٰتِ

اکيون ۽ دل جڏهن جو الله جي آيتن جو انڪار ڪندا هئا

اللّٰهِ وَحَاقَ بِهِمْ مَّا كَانُوْا بِهٖ يَسْتَهْزِءُوْنَ ﴿٢٦﴾ وَلَقَدْ اَهْلَكْنَا مَا

۽ انهن کي گهيري ۾ ورتو ان عذاب جنهن تي کلندا هئا ۽ اسان بيشڪ تباهه ڪري ڇڏيا

حَوْلَكُمْ مِّنَ الْقُرٰى وَصَرَّفْنَا الْاٰيٰتِ لَعَلَّهُمْ يَرْجِعُوْنَ ﴿٢٧﴾ فَلَوْلَا

وٺ٦٩ توهان جي آس پاس جا ڳوٺ وٺ٧٠ ۽ قسمين قسمين نشانيون آنديون مان اهي مڙي وڃن وٺ٧١ پوءِ ڇو نه

نَصَرَهُمُ الَّذِيْنَ اتَّخَذُوْا مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ قُرْبَانًا اٰلِهَةً ؕ بَلْ ضَلُّوْا

مدد ڪئي انهن جي وٺ٧٢ جن کي انهن الله کان سواءِ قرب حاصل ڪرڻ جي واسطي خدا ٺاهي رکيو هو وٺ٧٣ بلڪ اهي انهن کان

عَنْهُمْ ۚ وَذٰلِكَ اِفْكُهُمْ وَمَا كَانُوْا يَفْتَرُوْنَ ﴿٢٨﴾ وَاِذْ صَرَفْنَآ اِلَيْكَ نَفَرًا

وڃائجي ويا ۽ وٺ٧٤ هي انهن جو بهتان ۽ من گهڙت آهي وٺ٧٥ ۽ جڏهن جو اسان تنهنجي طرف ڪيترائي

مِّنَ الْجِنِّ يَسْتَمِعُوْنَ الْقُرْاٰنَ ۚ فَلَمَّا حَضَرُوْهُ قَالُوْٓا اَنْصِتُوْا ۚ

جن ڦيرايا وٺ٧٦ ڪن لائي قرآن ٻڌڻ جي واسطي پوءِ جڏهن اتي حاضر ٿيا پاڻ ۾ چيائون ماٺ رهو وٺ٧٧

فَلَمَّا قُضِيَ وَلَّوْا اِلٰى قَوْمِهِمْ مُّنْذِرِيْنَ ﴿٢٩﴾ قَالُوْا يٰقَوْمَنَآ اِنَّا سَمِعْنَا

پوءِ جڏهن پڙهڻ پورو ٿي چڪو موٽيا پنهنجي قوم جي طرف ڊيڄاريندڙ ٿي ڪري. وٺ٧٨ چيائون اي اسان جي قوم اسان

كِتٰبًا اُنْزِلَ مِنْۢ بَعْدِ مُوْسٰى مُصَدِّقًا لِّمَا بَيْنَ يَدَيْهِ يَهْدِيْٓ

هڪ ڪتاب ٻڌو وٺ٧٩ جيڪو موسىٰ کان پوءِ لاٿو ويو وٺ٨٠ اڳين ڪتابن جي تصديق فرمائيندڙ

اِلَى الْحَقِّ وَاِلٰى طَرِيْقٍ مُّسْتَقِيْمٍ ﴿٣٠﴾ يٰقَوْمَنَآ اَجِيْبُوْا دَاعِيَ

حق ۽ سڌي وات ڏيکاري ٿو. اي اسان جي قوم الله جي منادي (پڙهو ڏيندڙ)



ع ٦/٣

وٺ٦٦ اهڙيءَ طرح ان آنڌيءَ جي عذاب انهن جي مردن، عورتن، ننڍن ۽ وڏن سڀني کي هلاڪ ڪري ڇڏيو. انهن جا مال آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ اڏرندا ڦرندا هئا، شيون ذرا ذرا ٿي ويون. حضرت هود عليه السلام پنهنجي ۽ مٿن ايمان آڻڻ وارن جي چوڌاري هڪ ليڪ ڪڍي ڇڏي هئي هوا جڏهن ان ليڪ جي اندر ايندي هئي ته نهايت نرم پاڪيزه فرحت انگيز سرد، ساڳي هوا قوم تي سخت شديد هلاڪ ڪرڻ واري هئي ۽ حضرت هود عليه السلام جو هڪ وڏو معجزو هو. وٺ٦٧ اي مڪي وارؤ! اهي قوت، مال ۽ عمر جي ڏيگهه ۾ توهان کان وڌيڪ هئا. وٺ٦٨ ته جيئن دين جي ڪم ۾ استعمال ڪن، مگر انهن دنيا جي طلب کان سواءِ انهن خداداد نعمتن کان دين جو ڪم ئي نه ورتو. وٺ٦٩ اي قريشؤ! وٺ٧٠ مثلاً عاد، ثمود ۽ لوط جي قوم جا. وٺ٧١ ڪفر ۽ سرڪشيءَ کان، پر اهي باز نه آيا ته پوءِ اسان انهن کي سندن ڪفر جي ڪري هلاڪ ڪري ڇڏيو. وٺ٧٢ انهن ڪافرن جي انهن بتن. وٺ٧٣ ۽ جن جي نسبت هي چوندا هئا ته انهن بتن جي پوڄڻ سان الله تعالىٰ جو قرب حاصل ٿئي ٿو. وٺ٧٤ عذاب جي نزول جي وقت ڪم نه آيا. وٺ٧٥ جو اهي بتن کي معبود چون ٿا ۽ بت پرستيءَ کي قرب الاهي جو ذريعو ٻڌائن ٿا. وٺ٧٦ يعني اي محبوب سيد عالم صلي الله تعالىٰ عليه وآله وسلم! ان وقت کي ياد ڪريو، جڏهن اسان توهان جي طرف جنن جي هڪ جماعت کي موڪليو. ان جماعت جي تعداد ۾ اختلاف آهي. حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته ست جن هئا. جن کي محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن سندن قوم جي طرف قاصد ڪري موڪليو. ڪن روايتن ۾ آيو آهي ته اهي نو هئا. محققن عالمن جو ان تي اتفاق آهي ته جن سڀ جا سڀ مڪلف آهن. هاڻي انهن جنن جو حال ارشاد ٿئي ٿو ته جڏهن محبوب سڳورا بطن نخله ۾ مڪه مڪرمه ۽ طائف جي وچ ۾ مڪي شريف کان ايندي پنهنجي صحابه ڪرام سان گڏ فجر جي نماز پڙهي رهيا هئا ان وقت جنّ. وٺ٧٧ ته جيئن چڱيءَ طرح حضور محبوب سائين جن جي قرأت ٻڌون. وٺ٧٨ يعني محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن تي ايمان آڻي سندن حڪم مبارڪ سان پنهنجي قوم جي طرف ايمان جي دعوت ڏيڻ ويا ۽ انهن کي ايمان نه آڻڻ ۽ محبوب ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي مخالفت ڪرڻ کان ڊيڄاريائون. وٺ٧٩ يعني قرآن شريف. وٺ٨٠ عطا چيو ته جڏهن جو اهي جن دين يهوديت تي هئا، ان ڪري انهن حضرت موسىٰ عليه السلام جو ذڪر ڪيو ۽ حضرت عيسىٰ عليه السلام جي ڪتاب جو نالو نه ورتو. ڪن مفسرن چيو ته حضرت عيسىٰ عليه السلام جي ڪتاب جو نالو نه وٺڻ جو سبب هي آهي ته ان ۾ صرف وعظ آهن ۽ احڪام تمام ٿي گهٽ آهن.

اللّٰهِ وَ اٰمِنُوْا بِهٖ يَغْفِرْ لَكُمْ مِّنْ ذُنُوْبِكُمْ وَيُجِرْكُمْ مِّنْ عَذَابٍ

و٨١ جي ڳالھ مڃيو ۽ ان تي ايمان آڻيو جو اھو توھان جا ڪي گناھ معاف ڪري و٨٢ ۽ توھان کي دردناڪ عذاب کان

اَلِيْمٍ ﴿٣١﴾ وَمَنْ لَّا يُجِبْ دَاعِيَ اللّٰهِ فَلَيْسَ بِمُعْجِزٍ فِي الْاَرْضِ وَ

بچائي. ۽ جيڪو الله جي منادي جي ڳالھ نہ مڃيندو ۽ اھو زمين ۾ سندس قدرت کان ٻاھر نڪري نہ ٿو سگھي و٨٣ ۽

لَيْسَ لَهٗ مِنْ دُوْنِهٖٓ اَوْلِيَاۤءُ ۭ اُولٰۗىِٕكَ فِيْ ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ ﴿٣٢﴾ اَوَلَمْ

الله جي اڳيان ان جو ڪوبہ مددگار نہ آھي و٨٤ اھي و٨٥ کليل گمراھي ۾ آھن. ڇا انھن

يَرَوْا اَنَّ اللّٰهَ الَّذِيْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ وَلَمْ يَعْيَ بِخَلْقِهِنَّ

و٨٦ نہ ڄاتو تہ اھو الله جنھن آسمانن ۽ زمين کي ٺاھيو ۽ انھن جي پيدا ڪرڻ ۾ نہ ٿڪو

بِقٰدِرٍ عَلٰٓي اَنْ يُّـحْيِۦ الْمَوْتٰى ۭ بَلٰٓي اِنَّهٗ عَلٰي كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ﴿٣٣﴾ وَيَوْمَ

قدرت رکي ٿو جو مُئلن جياري، ڇو نہ بيشڪ اھو سڀ ڪجھ ڪري سگھي ٿو.

يُعْرَضُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا عَلَي النَّارِ ۭ اَلَيْسَ هٰذَا بِالْحَقِّ ۭ قَالُوْا

۽ جنھن ڏينھن ڪافر باھ تي پيش ڪيا ويندا انھن کي فرمايو ويندو ڇا ھي حق نہ آھي

بَلٰى وَرَبِّنَا ۭ قَالَ فَذُوْقُوا الْعَذَابَ بِمَا كُنْتُمْ تَكْفُرُوْنَ ﴿٣٤﴾ فَاصْبِرْ

چوندا ڇو نہ، اسان جي رب جو قسم، فرمايو ويندو پوءِ عذاب چکو پنھنجي ڪفر جي بدلي و٨٧

كَمَا صَبَرَ اُولُوا الْعَزْمِ مِنَ الرُّسُلِ وَلَا تَسْتَعْجِلْ لَّهُمْ ۭ كَاَنَّهُمْ

پوءِ تون صبر ڪر جيئن همت وارن رسولن صبر ڪيو و٨٨ ۽ انھن جي واسطي جلدي نہ ڪر و٨٩

يَوْمَ يَرَوْنَ مَا يُوْعَدُوْنَ ۙ لَمْ يَلْبَثُوْٓا اِلَّا سَاعَةً مِّنْ نَّهَارٍ ۭ بَلٰغٌ ۚ

گويا اھي جنھن ڏينھن ڏسندا ان کي و٩٠ جنھن جو انھن کي وعدو ڏنو وڃي ٿو و٩١ دنيا ۾ نہ رھيا ھئا مگر ھڪ ڏينھن جي ھڪ گھڙي برابر ھي

فَهَلْ يُهْلَكُ اِلَّا الْقَوْمُ الْفٰسِقُوْنَ ﴿٣٥﴾

پھچائڻ آھي و٩٢ پوءِ ھلاڪ نہ ڪيا ويندا مگر نافرمان ماڻھو. و٩٣

سُوْرَةُ مُحَمَّدٍ ٤٧ مَدَنِيَّةٌ ٩٥ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ — اٰيَاتُهَا ٣٨ رُكُوْعَاتُهَا ٤

سورة محمد (صلى الله تعالى عليه وآله وسلم) مدني آھي الله نھايت مھربان ٻاجھاري جي نالي سان شروع و١ ھن ۾ ٣٨ آيتون ۽ چار رڪوع آھن

اَلَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَصَدُّوْا عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ اَضَلَّ اَعْمَالَهُمْ ﴿١﴾

جن ڪفر ڪيو ۽ الله جي راھ کان روڪيائون و٢ الله انھن جا عمل برباد ڪري ڇڏيا و٣



و٨١ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم.

و٨٢ جيڪي اسلام کان اڳ ٿيا ۽ جن ۾ حق العباد نہ آھن.

و٨٣ الله تعالىٰ کان ڪاڏي ڀڄي نہ ٿو سگھي ۽ ان جي عذاب کان بچي نہ ٿو سگھي.

و٨٤ جيڪو ان کي عذاب کان بچائي سگھي.

و٨٥ جيڪي الله تعالىٰ جي منادي حضرت محبوب محمد مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي ڳالھ نہ مڃين.

و٨٦ يعني بعث جي منڪرن.

و٨٧ جنھن جا تو ھان دنيا ۾ مرتڪب ٿيا ھيؤ. ھن کان پوءِ الله تعالىٰ حبيب اڪرم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي خطاب فرمائي ٿو.

و٨٨ پنھنجي قوم جي ايذائن تي.

و٨٩ عذاب طلب ڪرڻ ۾ ڇو تہ عذاب انھن تي ضرور نازل ٿيڻ وارو آھي.

و٩٠ آخرت جي عذاب کي.

و٩١ جوان جي ڊيگھ ۽ ھميشگيءَ جي اڳيان دنيا ۾ رھڻ جي مدت کي تمام ٿورو سمجھندا ۽ خيال ڪندا تہ.

و٩٢ يعني ھي قرآن ۽ اھا ھدايت ۽ بينات، جيڪي ان ۾ آھن، سا الله تعالىٰ جي طرف کان تبليغ آھي.

و٩٣ جيڪي ايمان ۽ طاعت کان خارج آھن ٭ ٭ ٭ ٭

و١ سورة محمد (صلى الله تعالىٰ عليه وآله وصحبه وسلم) مدني آھي ھن ۾ چار رڪوع، اٺٽيھ آيتون، پنج سو اٺونجاھ ڪلما ۽ ھزار چار سؤ پنجھتر حرف آھن.

و٢ يعني جيڪي ماڻھو خود اسلام ۾ داخل نہ ٿيا ۽ ٻين کي بہ روڪيائون.

ع ٩ ٤ ٤

و٣ جيڪي ڪجھ بہ انھن ڪيا ھجن، نرڙي ٻڪين کي کارايو ھجي يا قيدين کي ڇڏايو ھجي يا غريبن جي مدد ڪئي ھجي يا مسجد حرام يعني ڪعبة الله جي عمارت ۾ ڪا خدمت ڪئي ھجي سڀ برباد ٿيا. آخرت ۾ ان جو ڪو ثواب نہ آھي. ضحاڪ جو قول آھي تہ مُراد ھي آھي تہ ڪافرن محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي لاءِ جيڪي مڪر سوچيا ۽ حيلا بنايا ھئا الله تعالىٰ انھن جا ھي سمورا ڪم باطل ڪري ڇڏيا.

وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ وَاٰمَنُوْا بِمَا نُزِّلَ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّهُوَ
۽ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون ۽ ان تي ايمان آندائون جيڪو محمد ﷺ تي نازل ڪيو ويو وَ۴ ۽ اهو ئي انهن جي

الْحَقُّ مِنْ رَّبِّهِمْ ۙ كَفَّرَ عَنْهُمْ سَيِّاٰتِهِمْ وَاَصْلَحَ بَالَهُمْ ﴿٢﴾ ذٰلِكَ
رب جي طرف کان حق آهي الله انهن جون برايون ميٽي ڇڏيون ۽ سندن حال سنواريو وَ۵ اهو انڪري

بِاَنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوا اتَّبَعُوا الْبَاطِلَ وَاَنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اتَّبَعُوا
جو ڪافرن باطل جي پيروي ڪئي ۽ ايمان وارن حق جي تابعداري ڪئي جيڪو سندن

الْحَقَّ مِنْ رَّبِّهِمْ ۭ كَذٰلِكَ يَضْرِبُ اللّٰهُ لِلنَّاسِ اَمْثَالَهُمْ ﴿٣﴾ فَاِذَا
رب جي طرف کان آهي وَ۶ الله ماڻهن کي انهن جا احوال ايئن بيان فرمائيندو آهي. وَ۷ پوءِ جڏهن ڪافرن

لَقِيْتُمُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا فَضَرْبَ الرِّقَابِ ۭ حَتّٰٓى اِذَآ اَثْخَنْتُمُوْهُمْ فَشُدُّوا
سان توهان ملو وَ۸ ته ڪنڌ ڪپيو وَ۹ ايستائين جو جڏهن انهن کي خوب قتل ڪري بيهو وَ۱۰ ته مضبوط ٻڌ و

الْوَثَاقَ ڦ فَاِمَّا مَنًّۢا بَعْدُ وَاِمَّا فِدَاۗءً حَتّٰى تَضَعَ الْحَرْبُ اَوْزَارَهَا ڒ
پوءِ ان کان بعد چاهي احسان ڪري ڇڏيو وٺيو ته فديو وٺو وَ۱۱ ايستائين جو لڙائي پنهنجو بوجهه لاهي رکي وَ۱۲

ذٰلِكَ ڔ وَلَوْ يَشَاۗءُ اللّٰهُ لَانْتَصَرَ مِنْهُمْ وَلٰكِنْ لِّيَبْلُوَا۟ بَعْضَكُمْ
ڳالهه اها آهي ۽ الله چاهي ها ته پاڻ ئي انهن کان بدلو وٺي ها وَ۱۳ مگر هن لاءِ وَ۱۴ ته توهان مان هڪڙن کي ٻين سان

بِبَعْضٍ ۭ وَالَّذِيْنَ قُتِلُوْا فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ فَلَنْ يُّضِلَّ اَعْمَالَهُمْ ﴿٤﴾
پرکي. وَ۱۵ ۽ جيڪي الله جي وات ۾ قتل ٿيا الله ڪڏهن به انهن جا عمل ضايع نه فرمائيندو وَ۱۶

سَيَهْدِيْهِمْ وَيُصْلِحُ بَالَهُمْ ﴿٥﴾ وَيُدْخِلُهُمُ الْجَنَّةَ عَرَّفَهَا لَهُمْ ﴿٦﴾
جلد انهن کي راهه ڏيندو وَ۱۷ ۽ انهن جو ڪم سرانجام فرمائيندو ۽ انهن کي جنت ۾ نيندو انهن کي انجي سڃاڻپ ڪرائي ڇڏي آهي وَ۱۸

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اِنْ تَنْصُرُوا اللّٰهَ يَنْصُرْكُمْ وَيُثَبِّتْ اَقْدَامَكُمْ ﴿٧﴾ وَ
اي ايمان وارو! جيڪڏهن توهان الله جي دين جي مدد ڪندو ته الله توهان جي مدد ڪندو وَ۱۹ ۽ توهان جا قدم ڄمائيندو وَ۲۰

الَّذِيْنَ كَفَرُوْا فَتَعْسًا لَّهُمْ وَاَضَلَّ اَعْمَالَهُمْ ﴿٨﴾ ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ كَرِهُوْا
۽ جن ڪفر ڪيو انهن تي تباهي پوي ۽ الله سندن عمل برباد ڪري. هي ان ڪري جو انهن کي نه وڻيو جو ڪجهه

مَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ فَاَحْبَطَ اَعْمَالَهُمْ ﴿٩﴾ اَفَلَمْ يَسِيْرُوْا فِي الْاَرْضِ فَيَنْظُرُوْا
الله نازل ڪيو وَ۲۱ پوءِ الله سندن عمل ڇٽ ڪري ڇڏيا. ڇا انهن زمين ۾ سفر نه ڪيو جو ڏسن ها



مع ١٣ — وقف لازم: وقد يبتدأ بقوله ذالك ولكن حسن اتصاله بما قبله ويوقف على ذالك ١٢

وَ۴ يعني قرآن پاڪ. وَ۵ دين جي امور ۾ توفيق عطا فرمائي ڪري ۽ دنيا ۾ سندن دشمنن جي مقابلي ۾ انهن جي مدد فرمائي ڪري. حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته سندن حياتي جي ڏينهن ۾ انهن جي حفاظت فرمائي ڪري ته انهن کان نافرماني واقع نه ٿئي. وَ۶ يعني قرآن شريف. وَ۷ يعني فريقين جو ڪافرن جا عمل بيڪار ۽ ايماندارن جون لغزشون به معاف. وَ۸ يعني جنگ ٿئي. وَ۹ يعني انهن کي قتل ڪريو. وَ۱۰ يعني ڪثرت سان قتل ڪري چڪو ۽ باقي رهيلن کي قيد ڪرڻ جو موقعو اچي وڃي. وَ۱۱ ٻنهي ڳالهين جو اختيار آهي. مسئلو: مشرڪن جي قيدين جو حڪم اسان وٽ هي آهي ته انهن کي قتل ڪيو وڃي يا مملوڪ بنايو وڃي ۽ احسان جي طور ڇڏڻ يا فديو وٺڻ جيڪو ان آيت ۾ مذڪور آهي، اهو سورة توبه جي آيت اُقْتُلُوا الْمُشْرِكِيْنَ سان منسوخ ٿي ويو. وَ۱۲ يعني جنگ ختم ٿي وڃي هن طرح ته مشرڪ اطاعت قبول ڪن ۽ اسلام آڻن. وَ۱۳ جنگ کان سواءِ کين زمين ۾ دٻائي ڪري يا مٿن پٿر وسائي ڪري يا ڪنهن ٻي طرح. وَ۱۴ توهان کي جنگ جو حڪم ڏنائين. وَ۱۵ جنگ ۾ ته جيئن مقتول مسلمان ثواب حاصل ڪن ۽ ڪافر عذاب. وَ۱۶ سندن عملن جو ثواب پورو پورو ڏيندو. شان نزول: هيءَ آيت اُحد جي ڏينهن نازل ٿي، جڏهن مسلمان زياده شهيد ٿيا ۽ قتل ٿيا. وَ۱۷ بلند درجن جي طرف.

وَ۱۸ اهي جنت جي منزلن ۾ مسافر ناواقف وانگر نه پهچندا. جيڪو ڪنهن مقام تي وڃي ٿو ته ان کي هر شيءِ جي دريافت ڪرڻ جي ضرورت درپيش ٿئي ٿي، بلڪ اهي واقفن وانگر داخل ٿيندا، پنهنجون منزلون ۽ جايون سڃاڻيندا هوندا، پنهنجي گهرواري ۽ خادمن کي سڃاڻيندا هوندا. هر شيءِ جو موقعو انهن جي علم ۾ هوندو جڻ ته اهي هميشه کان اتان جا ئي رهڻ وارا آهن. وَ۱۹ توهان جي دشمن جي مقابلي ۾. وَ۲۰ جنگ جي ميدان ۾ ۽ اسلام جي حجت تي ۽ پلصراط تي. وَ۲۱ يعني قرآن شريف. هن لاءِ جو ان ۾ شهوتن ۽ لذتن جي ڇڏڻ ۽ عبادتن ۾ تڪليفن سهڻ جا احڪام آهن، جيڪي نفس تي ڳرا ٿين ٿا.

كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ ۭ دَمَّرَ اللّٰهُ عَلَيْهِمْ ۡ وَلِلْكٰفِرِيْنَ

ته انهن جي اڳين وٽ ٢٢ جو ڇهڙو انجام ٿيو الله انهن تي تباهي سٽي وٽ ٢٣ ۽ انهن ڪافرن جي واسطي به اهڙا

اَمْثَالُهَا ﴿١٠﴾ ذٰلِكَ بِاَنَّ اللّٰهَ مَوْلَى الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَاَنَّ الْكٰفِرِيْنَ

ڪيئي مثال آهن. وٽ ٢٤ هي وٽ ٢٥ ان ڪري ته مسلمانن جو مولىٰ الله آهي ۽ ڪافرن جو ڪو به

لَا مَوْلٰى لَهُمْ ﴿١١﴾ اِنَّ اللّٰهَ يُدْخِلُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ

مولىٰ نه آهي. بيشڪ الله داخل فرمائيندو انهن کي جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا ٿن

جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ ۭ وَالَّذِيْنَ كَفَرُوْا يَتَمَتَّعُوْنَ وَ

باغن ۾ جن جي هيٺان نهرون جاري آهن ۽ ڪافر نفعو وٺن ٿا ۽ کائن

يَاْكُلُوْنَ كَمَا تَاْكُلُ الْاَنْعَامُ وَالنَّارُ مَثْوًى لَّهُمْ ﴿١٢﴾ وَكَاَيِّنْ مِّنْ قَرْيَةٍ

ٿا وٽ ٢٦ جيئن جانور کائن وٽ ٢٧ ۽ باهه ۾ انهن جو ٺڪاڻو آهي. ۽ ڪيترائي شهر جو انهن شهر کان

هِيَ اَشَدُّ قُوَّةً مِّنْ قَرْيَتِكَ الَّتِيْٓ اَخْرَجَتْكَ ۚ اَهْلَكْنٰهُمْ فَلَا نَاصِرَ لَهُمْ ﴿١٣﴾

وٽ ٢٨ طاقت ۾ وڌيڪ هئا جنهن مڃيهان توکي ٻاهر ڪڍيائون، اسان انهن کي تباهه ڪيو، پوءِ انهن جو ڪو به مددگار

اَفَمَنْ كَانَ عَلٰي بَيِّنَةٍ مِّنْ رَّبِّهٖ كَمَنْ زُيِّنَ لَهٗ سُوْۗءُ عَمَلِهٖ وَ

نه آهي. وٽ ٢٩ پوءِ ڇا جيڪو پنهنجي رب جي طرفان روشن دليل تي هجي وٽ ٣٠ ان وٽ ٣١ وانگر ٿيندو جنهن جا برا عمل کيس چڱا نظر آيا هجن

اتَّبَعُوْٓا اَهْوَاۗءَهُمْ ﴿١٤﴾ مَثَلُ الْجَنَّةِ الَّتِيْ وُعِدَ الْمُتَّقُوْنَ ۭ فِيْهَآ اَنْهٰرٌ

۽ اهي سڌن پٺيان هليا وٽ ٣٢ احوال ان جنت جو جنهن جو پرهيزگارن سان وعدو آهي، ان ۾ اهڙي پاڻيءَ جون نديون آهن

مِّنْ مَّاۗءٍ غَيْرِ اٰسِنٍ ۚ وَاَنْهٰرٌ مِّنْ لَّبَنٍ لَّمْ يَتَغَيَّرْ طَعْمُهٗ ۚ وَاَنْهٰرٌ مِّنْ

جو ڪڏهن به خراب نه ٿين وٽ ٣٣ ۽ کير جون اهڙيون نهرون جنهن جو مزو نه بدليو هجي وٽ ٣٤ ۽ اهڙي شراب جون نهرون جنهن

خَمْرٍ لَّذَّةٍ لِّلشّٰرِبِيْنَ ڬ وَاَنْهٰرٌ مِّنْ عَسَلٍ مُّصَفًّى ۭ وَلَهُمْ فِيْهَا

۾ پيئندڙن جي واسطي لذت آهي وٽ ٣٥ ۽ نهرون پاڪ شفاف ماکي جون وٽ ٣٦ ۽ انهن جي واسطي ان ۾ هر قسم

مِنْ كُلِّ الثَّمَرٰتِ وَمَغْفِرَةٌ مِّنْ رَّبِّهِمْ ۭ كَمَنْ هُوَ خَالِدٌ فِي النَّارِ

جا ميوا آهن ۽ پنهنجي رب جي مغفرت وٽ ٣٧ ڇا اهڙي آرام وارا انهن جهڙا ٿي ويندا جن کي هميشه باهه ۾ رهڻو آهي

وَسُقُوْا مَاۗءً حَمِيْمًا فَقَطَّعَ اَمْعَاۗءَهُمْ ﴿١٥﴾ وَمِنْهُمْ مَّنْ يَّسْتَمِعُ اِلَيْكَ ۚ

۽ جن کي ٽهڪندڙ پاڻي پيارڻو ويندو جيڪو انهن جا آنڊا ٽڪر ٽڪر ڪري رکندو. ۽ انهن وٽ ٣٨ مان ڪي تنهنجو ارشاد ٻڌندا آهن

منزل ٦

ع ١١ / ٥

وٽ ٢٢ يعني اڳين اُمتن جو.

وٽ ٢٣ جو انهن کي ۽ سندن اولاد ۽ سندن مالن کي سڀ کي هلاڪ ڪري ڇڏيو.

وٽ ٢٤ يعني جيڪڏهن اهي ڪافر محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن تي ايمان نه آڻن ته پوءِ انهن جي لاءِ اڳين جهڙيون گهڻيون ئي تباهيون آهن.

وٽ ٢٥ يعني مسلمانن جو فتح مند رهڻ ۽ ڪافرن جو ذليل ٿي رهڻ.

وٽ ٢٦ دنيا ۾ چند ڏينهن غفلت سان پنهنجي انجام ۽ نتيجي کي وساري.

وٽ ٢٧ ۽ انهن کي سمجهه نه هجي ته ان کائڻ کان پوءِ اهي ذبح ڪيا ويندا. اهوئي حال ڪافرن جو آهي، جيڪي غفلت سان دُنيا طلبي ۾ مشغول آهن ۽ اچڻ وارين مصيبتن جو خيال به نه ٿا ڪن.

وٽ ٢٨ يعني مڪه مڪرمه وارن کان.

وٽ ٢٩ جيڪو عذاب ۽ هلاڪت کان بچائي سگهي. شانِ نزول: جڏهن محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن مڪه مڪرمه کان هجرت فرمائي ۽ غار جي طرف تشريف وٺي هليا ته مڪه مڪرمه جي طرف متوجه ٿي ڪري فرمايائون: ”الله تعالىٰ جي شهرن ۾ تون الله تعالىٰ کي گهڻو پيارو آهين ۽ الله تعالىٰ جي شهرن ۾ تون مون کي تمام پيارو آهين. جيڪڏهن مُشرڪ مون کي نه ڪڍن ها ته مان تومان نه نڪران ها.“ ان تي الله تعالىٰ هيءَ آيت نازل فرمائي.

وٽ ٣٠ ۽ اهي مؤمن آهن جو اُهي قرآن مُعجز ۽ محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي معجزن ۾ مضبوط دليل سان پنهنجي دين تي ڪامل يقين ۽ سچو ارادو رکن ٿا.

وٽ ٣١ اُن ڪافر مُشرڪ.

وٽ ٣٢ ۽ انهن ڪفر ۽ بت پرستي اختيار ڪئي، هرگز اهو مؤمن ۽ هي ڪافر هڪ مان نه ٿا ٿي سگهن ۽ انهن ٻنهي ۾ ڪا به نسبت نه آهي.

وٽ ٣٣ يعني اهڙو ۽ لطف، جو نه سڙي، جو نه ان جي بوءِ تبديل ٿئي، نه ان جي ذائقي ۾ فرق اچي.

وٽ ٣٤ دنيا جي کير جي خلاف، جو خراب ٿي وڃي ٿو.

وٽ ٣٥ خالص لذت ئي لذت، نه دنيا جي شرابن وانگران جو ذائقو خراب ۽ ان ۾ گند ڪچرو ۽ نه خراب شين جي ملاوت، نه اهو سڙي ڪري ٺهيو، نه ان جي پيئڻ سان عقل زائل ٿئي، نه متوجه ڪرڪائي، نه خمار اچي، نه متي جو سور پيدا ٿئي. اهي سڀ آفتون دُنيا جي شراب ۾ آهن. اتان جا شراب انهن سڀني عيبن کان پاڪ نهايت لذيذ، مفرح خوشگوار.

وٽ ٣٦ پيدائش ۾، يعني صاف ئي پيدا ڪئي وئي. دُنيا جي ماکيءَ وانگر نه آهي جو مک جي پيٽ مان نڪري ٿي ۽ ان ۾ ميڻ وغيره جي ملاوت ٿئي ٿي.

وٽ ٣٧ جو اهو رب انهن تي احسان فرمائي ٿو ۽ انهن کان راضي آهي ۽ انهن تان سمورا تڪليف وارا احڪام کنيا ويا آهن، جيڪو چاهن کائن، جيترو چاهن کائن، نه حساب نه عذاب.

وٽ ٣٨ ڪافرن.

حَتّٰۤى اِذَا خَرَجُوْا مِنْ عِنْدِكَ قَالُوْا لِلَّذِيْنَ اُوْتُوا الْعِلْمَ مَاذَا قَالَ اٰنِفًا

ف٣٩ ايستائين جو جڏهن تو وٽان نڪري وڃن. ف٤٠ علم وارن کي چون ٿا ف٤١ هاڻي ان ڇا فرمايو ف٤٢

اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ طَبَعَ اللّٰهُ عَلٰى قُلُوْبِهِمْ وَ اتَّبَعُوْۤا اَهْوَآءَهُمْ ﴿١٦﴾ وَ الَّذِيْنَ

اهي - اُهي آهن جن جي دلين تي الله مُهر لڳائي ڇڏي ف٤٣ ۽ پنهنجي سڌن جا تابع ٿيا. ف٤٤ ۽ جن راهه لڌي

اهْتَدَوْا زَادَهُمْ هُدًى وَّ اٰتٰىهُمْ تَقْوٰىهُمْ ﴿١٧﴾ فَهَلْ يَنْظُرُوْنَ اِلَّا

ف٤٥ الله کين هدايت ف٤٦ اڃا وڌيڪ بخشي ۽ انهن جي تقويٰ کين عطا فرمائي. ف٤٧ پوءِ ڇا جي انتظار ۾ آهن ف٤٨ مگر

السَّاعَةَ اَنْ تَاْتِيَهُمْ بَغْتَةً ۚ فَقَدْ جَآءَ اَشْرَاطُهَا ۚ فَاَنّٰى لَهُمْ اِذَا جَآءَتْهُمْ

قيامت جي جو انهن تي اوچتو اچي بيشڪ ان جون علامتون ته ظاهر اچي ويون ف٤٩ آهن پوءِ جڏهن اها اچي ويئي ته ڪٿي اهي ڪٿي انهن جو

ذِكْرٰىهُمْ ﴿١٨﴾ فَاعْلَمْ اَنَّهٗ لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَ اسْتَغْفِرْ لِذَنْۢبِكَ وَ لِلْمُؤْمِنِيْنَ

سمجهڻ. پوءِ ڄاڻي ڇڏ ته الله کان سواءِ ڪنهن جي بندگي نه آهي ۽ اي محبوب پنهنجي خاصن ۽ عام مسلمان مردن

وَ الْمُؤْمِنٰتِ ۗ وَ اللّٰهُ يَعْلَمُ مُتَقَلَّبَكُمْ وَ مَثْوٰىكُمْ ﴿١٩﴾ وَ يَقُوْلُ الَّذِيْنَ

۽ عورتن جي گناهن جي معافي گهر ف٥٠ ۽ الله ڄاڻي ٿو توهان جي ڏينهن ۾ ڦرڻ کي ف٥١ ۽ رات جو توهان جي آرام وٺڻ کي ف٥٢ ۽ مسلمان چون ٿا

اٰمَنُوْا لَوْ لَا نُزِّلَتْ سُوْرَةٌ ۚ فَاِذَاۤ اُنْزِلَتْ سُوْرَةٌ مُّحْكَمَةٌ وَّ ذُكِرَ فِيْهَا

ته ڪا سورت ڇو نه لاٿي ويئي ف٥٣ پوءِ جڏهن ڪا محڪم سورت لاٿي ويئي ف٥٤ ۽ ان ۾ جهاد جو حڪم فرمايو ويو

الْقِتَالُ ۙ رَاَيْتَ الَّذِيْنَ فِيْ قُلُوْبِهِمْ مَّرَضٌ يَّنْظُرُوْنَ اِلَيْكَ نَظَرَ

ته تون ڏسندين انهن کي جن جي دلين ۾ مرض آهي ف٥٥ تنهنجي طرف ف٥٦ ڏسندا آهن انهيءَ وانگر جنهن تي

الْمَغْشِيِّ عَلَيْهِ مِنَ الْمَوْتِ ؕ فَاَوْلٰى لَهُمْ ﴿٢٠﴾ طَاعَةٌ وَّ قَوْلٌ مَّعْرُوْفٌ

موت ڇانيل هجي انهن جي حق ۾ بهتر هو. فرمانبرداري ڪرڻ ف٥٧ ۽ چڱي ڳالهه چوڻ

فَاِذَا عَزَمَ الْاَمْرُ ۫ فَلَوْ صَدَقُوا اللّٰهَ لَكَانَ خَيْرًا لَّهُمْ ﴿٢١﴾ فَهَلْ عَسَيْتُمْ

پوءِ جڏهن پڪو حڪم ٿي چڪو ف٥٨ پوءِ جي الله سان سچا رهن ها ف٥٩ ته انهن جو ڀلو هو. پوءِ ڇا توهان جا اهي لڇڻ آهن

اِنْ تَوَلَّيْتُمْ اَنْ تُفْسِدُوْا فِي الْاَرْضِ وَ تُقَطِّعُوْۤا اَرْحَامَكُمْ ﴿٢٢﴾ اُولٰٓئِكَ

جو جيڪڏهن توهان کي حڪومت ملي ته توهان زمين ۾ فساد پکيڙيو ف٦٠ ۽ پنهنجا رشتا ڪٽي ڇڏيو. اهي آهن اُهي

الَّذِيْنَ لَعَنَهُمُ اللّٰهُ فَاَصَمَّهُمْ وَ اَعْمٰۤى اَبْصَارَهُمْ ﴿٢٣﴾ اَفَلَا يَتَدَبَّرُوْنَ

ف٦١ جن تي الله لعنت ڪئي ۽ انهن کي حق کان ٻوڙو ڪيائين ۽ انهن جون اکيون انڌيون ڪيائين ف٦٢ پوءِ ڇا اهي قرآن ۾



ف٣٩ خطبه وغيره ۾ نهايت بي توجهي سان. ف٤٠ اهي منافق ماڻهو ته پوءِ. ف٤١ يعني صحابه ڪرام کي. مثلاً ابن مسعود ۽ ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهم کي مسخريءَ جي طور تي. ف٤٢ يعني محبوبِ سيد الڪونين صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن، الله تعالیٰ انهن منافقن جي حق ۾ فرمائي ٿو. ف٤٣ يعني جڏهن انهن حق جي تابعداري ڇڏي ڏني ته انهن جي دلين کي الله تعالیٰ مُهر ڪري ڇڏيو. ف٤٤ ۽ انهن نفاق اختيار ڪيو. ف٤٥ يعني اهي ايمان وارا، جن محبوب نبي ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جو ڪلام غور سان ٻُڌو ۽ ان مان نفعو ورتو. ف٤٦ يعني بصيرت ۽ علم ۽ سيني جو کولڻ. ف٤٧ يعني پرهيزگاري جي توفيق ڏنائين ۽ ان تي مدد فرمايائين يا هيءَ معنیٰ آهي ته انهن کي پرهيزگاريءَ جي جزا ڏنائين ۽ ان جو ثواب عطا فرمايائين. ف٤٨ ڪافر ۽ منافق. ف٤٩ جن مان محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي بعثت مبارڪ ۽ چنڊ جو چيرجڻ آهي. ف٥٠ هيءَ هن اُمت تي الله تعالیٰ جو اڪرام آهي، جو محبوب نبي ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کي فرمايائين ته انهن جي لاءِ بخشش طلب فرمايو ۽ پاڻ شفيع مقبول الشفاعة آهن. ان کان پوءِ مؤمنن سيني کي عام خطاب آهي. ف٥١ پنهنجي شغلن ۾ ۽ روزگار جي ڪمن ۾. ف٥٢ يعني اهو توهان جي سموري احوال جو ڄاڻڻ وارو آهي، ان کان ڪجهه به مخفي نه آهي. ف٥٣ شانِ نزول:- مؤمنن کي جهاد في سبيل الله جو گهڻو ئي شوق هو. اهي چوندا هُئا ته اهڙي سورت ڇو نه نازل ٿئي، جنهن ۾ جهاد جو حڪم هجي ته اسان جهاد ڪريون. اُن تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي. ف٥٤ جنهن ۾ صاف قطعي بيان هجي ۽ ان جو ڪو حڪم منسوخ ٿيڻ وارو نه هجي. ف٥٥ يعني منافقن کي. ف٥٦ پريشان ٿي ڪري. ف٥٧ الله تعالیٰ ۽ محبوب رسول مقبول جي. ف٥٨ ۽ جهاد فرض ڪيو ويو. ف٥٩ ايمان ۽ طاعت تي قائم رهي ڪري. ف٦٠ رشوتون وٺو، ظلم ڪريو، پاڻ ۾ ڏٿهو هڪ ٻئي کي قتل ڪريو. ف٦١ مفسد. ف٦٢ سچي وات نه ٿا ڏسن.

الْقُرْاٰنَ اَمْ عَلٰى قُلُوْبٍ اَقْفَالُهَا ﴿٢٤﴾ اِنَّ الَّذِیْنَ ارْتَدُّوْا عَلٰۤى اَدْبَارِهِمْ

سوچ نه ٿا ڪن ف٦٣ يا انهن جي دلين تي تالا آهن. ف٦٤ بيشڪ اهي جيڪي پنهنجي پٺي ڀر ڦريا ف٦٥ ان کان بعد

مِّنْۢ بَعْدِ مَا تَبَیَّنَ لَهُمُ الْهُدَى ۙ الشَّیْطٰنُ سَوَّلَ لَهُمْ ؕ وَ اَمْلٰى لَهُمْ ﴿٢٥﴾

جو هدايت وٽن ظاهر ٿي چڪي هئي ف٦٦ شيطان انهن کي ڌوڪو ڏنو ف٦٧ ۽ انهن کي دنيا ۾ گهڻي مدت رهڻ جي اميد ڏيارين.

ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ قَالُوْا لِلَّذِیْنَ كَرِهُوْا مَا نَزَّلَ اللّٰهُ سَنُطِیْعُكُمْ فِیْ بَعْضِ

ف٦٨ اهو ان ڪري جو انهن ف٦٩ چيو انهن ماڻهن کي ف٧٠ جن کي الله جو نازل ڪيل ف٧١ نه وڻيو هڪ ڪم ۾ اسان توهان جي تابعداري

الْاَمْرِ ۚۖ وَ اللّٰهُ یَعْلَمُ اِسْرَارَهُمْ ﴿٢٦﴾ فَكَیْفَ اِذَا تَوَفَّتْهُمُ الْمَلٰٓئِكَةُ یَضْرِبُوْنَ

ڪنداسين ف٧٢ ۽ الله انهن جون لڪيل ڳالهيون ڄاڻي ٿو. پوءِ ڪيئن هوندو جڏهن ملائڪ انهن جو روح قبض ڪندا انهن جي منهن کان

وُجُوْهَهُمْ وَ اَدْبَارَهُمْ ﴿٢٧﴾ ذٰلِكَ بِاَنَّهُمُ اتَّبَعُوْا مَاۤ اَسْخَطَ اللّٰهَ وَ كَرِهُوْا رِضْوَانَهٗ

۽ پٺيان ڌڪ هڻندي ف٧٣. اهو ان ڪري جو انهن تابعداري ڪئي اهڙين ڳالهين جي جن ۾ الله جي ناراضگي آهي ف٧٤ ۽ ناپسند ڪيائون

فَاَحْبَطَ اَعْمَالَهُمْ ﴿٢٨﴾ ع اَمْ حَسِبَ الَّذِیْنَ فِیْ قُلُوْبِهِمْ مَّرَضٌ اَنْ

ان جي رضا کي ف٧٥ پوءِ الله سندن عمل چٽ ڪري ڇڏيا. ڇا جن جي دلين ۾ بيماري آهي ف٧٦ هن گهمنڊ ۾ آهن

لَّنْ یُّخْرِجَ اللّٰهُ اَضْغَانَهُمْ ﴿٢٩﴾ وَ لَوْ نَشَآءُ لَاَرَیْنٰكَهُمْ فَلَعَرَفْتَهُمْ

ته الله انهن جي لڪيل ساڙ کي ظاهر نه فرمائيندو ف٧٧ ۽ جيڪڏهن اسان گهرون ته توکي اهي ڏيکاريون جو تون انهن جي صورت سان کين سڃاڻي وٺين

بِسِیْمٰهُمْ ؕ وَ لَتَعْرِفَنَّهُمْ فِیْ لَحْنِ الْقَوْلِ ؕ وَ اللّٰهُ یَعْلَمُ اَعْمَالَكُمْ ﴿٣٠﴾ وَ لَنَبْلُوَنَّكُمْ

ف٧٨ ۽ ضرور تون انهن کي ڳالهائڻ جي انداز ۾ سڃاڻي وٺندين ف٧٩ ۽ الله توهان جا عمل ڄاڻي ٿو ف٨٠

حَتّٰى نَعْلَمَ الْمُجٰهِدِیْنَ مِنْكُمْ وَ الصّٰبِرِیْنَ ۙ وَ نَبْلُوَاۡ اَخْبَارَكُمْ ﴿٣١﴾ اِنَّ

۽ ضرور اسان توهان کي پرکينداسين ف٨١ ايستائين جو ڏسون ف٨٢ توهان جي مجاهدن ۽ صبر وارن کي ۽ توهان جون خبرون آزمائي وٺون ف٨٣

الَّذِیْنَ كَفَرُوْا وَ صَدُّوْا عَنْ سَبِیْلِ اللّٰهِ وَ شَآقُّوا الرَّسُوْلَ مِنْۢ بَعْدِ

بيشڪ اهي جن ڪفر ڪيو ۽ الله جي راهه کان ف٨٤ روڪيائون ۽ رسول جي مخالفت ڪيائون بعد ان جي جو هدايت انهن تي ظاهر

مَا تَبَیَّنَ لَهُمُ الْهُدٰى ۙ لَنْ یَّضُرُّوا اللّٰهَ شَیْـًٔا ؕ وَ سَیُحْبِطُ اَعْمَالَهُمْ ﴿٣٢﴾ یٰۤاَیُّهَا

ٿي چڪي هئي اهي الله کي هرگز ڪو نقصان پهچائي نه سگهندا ۽ تمام جلد الله انهن جي ڪرتوتن کي تباه ڪندو ف٨٥

الَّذِیْنَ اٰمَنُوْۤا اَطِیْعُوا اللّٰهَ وَ اَطِیْعُوا الرَّسُوْلَ وَ لَا تُبْطِلُوْۤا اَعْمَالَكُمْ ﴿٣٣﴾

اي ايمان وارؤ! الله جو حڪم مڃيو ۽ رسول جو حڪم مڃيو ف٨٦ ۽ پنهنجا عمل باطل نه ڪريو ف٨٧

ف٦٣ جو حق کي سڃاڻن. ف٦٤ ڪفر جا، جو حق جي ڳالهه انهن ۾ پهچي ٿي نه ٿي. ف٦٥ نفاق کان. ف٦٦ ۽ هدايت جو طريقو واضح ٿي چڪو هو. قتاده چيو ته اهو ڪتابي ڪافرن جو حال آهي، جن محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن کي سڃاتو ۽ سندن نعت ۽ صفت پنهنجي ڪتاب ۾ ڏٺي. پوءِ به ڄاڻڻ سڃاڻڻ جي باوجود ڪفر اختيار ڪيائون. حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما ۽ ضحاڪ ۽ سديءَ جو قول آهي ته هن مان منافق مراد آهن، جو ايمان آڻي ڪفر جي طرف ڦري ويا. ف٦٧ ۽ برائين کي انهن جي نظر ۾ اهڙو سينگاريائين جو انهن کي سٺو سمجهن. ف٦٨ ته اڃا عمر تمام گهڻي آهي، دنيا جا مزا خوب وٺو ۽ انهن تي شيطان جو فريب هلي ويو. ف٦٩ يعني ڪتابين يا منافقن پوشيده طور تي. ف٧٠ يعني مشرڪن کي. ف٧١ قرآن پاڪ ۽ احڪام دين. ف٧٢ يعني محبوب سيد عالم محمد مصطفىٰ احمد مجتبىٰ صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي دشمني ۽ سندن خلاف سندن ٻين دشمنن جي امداد ڪرڻ ۾ ۽ جهاد کان روڪڻ ۾. ف٧٣ لوهه جي گرزن سان. ف٧٤ اها ڳالهه محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي گڏ جاڻي ۾ جهاد لاءِ وڃڻ کان روڪڻ ۽ ڪافرن جي مدد ڪرڻ آهي. حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته اها ڳالهه توريت جي انهن مضمونن جو لڪائڻ آهي، جن ۾ محبوب حضرت پيغمبر ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي نعت شريف آهي.
ف٧٥ ايمان واطاعت ۽ مسلمانن جي مدد ۽ محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وصحبه وسلم جن سان گڏ جهاد ۾ حاضر ٿيڻ. ف٧٦ نفاق جي. ف٧٧ يعني انهن جون اهي دشمنيون، جيڪي اهي مؤمنن سان رکن ٿا. ف٧٨ حديث شريف ۾ آهي ته حضرت انس رضى الله تعالىٰ عنه فرمايو ته هن آيت جي نازل ٿيڻ کان پوءِ محبوب حضرت پيغمبر ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن کان ڪو به منافق مخفي نه رهيو، پاڻ محبوب سڀني کي انهن جي صورت مان سڃاڻيندا هئا. ف٧٩ ۽ اهي پنهنجي ضمير جو حال انهن کان لڪائي نه سگهندا هئا. اهڙيءَ طرح ان کان پوءِ جيڪو به منافق چپ چوريندو هو ته محبوب سائين جن ان جي نفاق کي ان جي ڳالهه مان ۽ ان جي ڪلام جي مضمون مان سڃاڻي وٺندا هئا. فائدو:- الله تعالىٰ محبوب پاڪ جن کي گهڻائي علم جا سبب عطا فرمايا. انهن مان، صورت مان سڃاڻڻ به هڪ آهي ۽ ڳالهه مان سڃاڻڻ به. ف٨٠ يعني پنهنجن ۽ انهن جا سمورا عمل، هر هڪ کي ان جي لائق جزا ڏيندو. ف٨١ آزمائش ۾ وجهنداسون. ف٨٢ يعني ظاهر فرمائي ڇڏيون. ف٨٣ ته جيئن ظاهر ٿي وڃي ته طاعت ۽ اخلاص جي دعوىٰ ۾ توهان مان ڪير سچو آهي. ف٨٤ انهن جي ڀانئڻ ڪي. ف٨٥ ۽ اهي صدقي وغيره ۾ ڪنهن شيءِ جو ثواب نه لهندا، ڇو ته جيڪو ڪم الله تعالىٰ جي لاءِ نه هجي ان جو ثواب ٿي ڪهڙو؟ شانِ نزول:- جنگ بدر جي لاءِ جڏهن قريش نڪتا ته اهو ڏڪر جو سال هو. لشڪر جو کاڌو قريش جي دولتمندن واري واري سان پنهنجي ذمي کنيو هو. مڪ مڪرمه کان نڪري ڪري سڀ کان پهريان کاڌو ابوجهل جي طرفان هو. جنهن لاءِ ان ڏهه اُٺ ذبح ڪيا هئا. پوءِ صفوان عسفان جي مقام وٽ نو اُٺ ذبح ڪيا. پوءِ سهل قديد جي مقام وٽ ڏهه اُٺ. اتان ماڻهو سمنڊ جي طرف ڦري ويا ۽ رستو گم ٿي ويو. هڪ ڏينهن ترسيا، اتي شيبه جي طرف کان کاڌو ٿيو، نو اُٺ ذبح ٿيا. وري ابواء جي مقام وٽ پهتا اتي مقيس جمعي نو اُٺ ذبح ڪيا. حضرت عباس (ان وقت تائين پاڻ اسلام سان مشرف نه ٿيا هئا) جي طرفان به دعوت ٿي ۽ ڏهه اُٺ ذبح ڪيا ويا، پوءِ حارث جي طرفان نو، ۽ ابوالبختري جي طرفان بدر جي چشمي وٽ ڏهه اُٺ ڪُٺا ويا. انهن کاڌي ڏيڻ وارن جي حق ۾ هيءَ آيت نازل ٿي. ف٨٦ يعني ايمان ۽ طاعت تي قائم رهو. ف٨٧ رياء يا نفاق سان. شانِ نزول:- ڪن ماڻهن جو خيال هو ته جيئن شرڪ جي سبب کان سموريون نيڪيون ضايع ٿي وڃن ٿيون، اهڙيءَ طرح ايمان جي برڪت سان ڪو گناهه نقصان نه ٿو ڪري. انهن جي حق ۾ هيءَ آيت نازل ٿي ۽ ٻڌايو ويو ته مؤمن لاءِ خدا ۽ رسول جي اطاعت ضروري آهي، گناهه کان بچڻ لازمي آهي. مسئلو:- هن آيت ۾ عمل جي باطل ڪرڻ جي ممانعت فرمائي وئي، پوءِ ماڻهو جيڪو عمل شروع ڪري، تو ڀلي اهو نفل ئي هجي نماز يا روزو يا ٻيو ڪو. لازم آهي ته ان کي باطل نه ڪري.

إِنَّ الَّذِينَ كَفَرُوا وَصَدُّوا عَن سَبِيلِ اللَّهِ ثُمَّ مَاتُوا وَهُمْ كُفَّارٌ

بيشڪ جن ڪفر ڪيو ۽ الله جي راهه کان روڪيائون پوءِ ڪافر ٿي مُئا ته الله هرگز انهن کي

فَلَن يَغْفِرَ اللَّهُ لَهُمْ ﴿٣٤﴾ فَلَا تَهِنُوا وَتَدْعُوا إِلَى السَّلْمِ وَأَنتُمُ الْأَعْلَوْنَ

نه بخشيندو ف٨٨ پوءِ توهان سستي نه ڪريو ف٨٩ ۽ پاڻ صلح جي طرف نه سڏيو ف٩٠ ۽ توهان ئي غالب ايندؤ ۽ الله توهان

وَاللَّهُ مَعَكُمْ وَلَن يَتِرَكُمْ أَعْمَالَكُمْ ﴿٣٥﴾ إِنَّمَا الْحَيَاةُ الدُّنْيَا لَعِبٌ وَلَهْوٌ

سان گڏ آهي ۽ توهان کي توهان جي عملن ۾ هرگز نقصان نه ڏيندو ف٩١ دنيا جي حياتي ته فقط اها راند روند آهي ف٩٢ ۽

وَإِن تُؤْمِنُوا وَتَتَّقُوا يُؤْتِكُمْ أُجُورَكُمْ وَلَا يَسْأَلْكُمْ أَمْوَالَكُمْ ﴿٣٦﴾ إِن

جيڪڏهن توهان ايمان آڻيو ۽ پرهيزگاري ڪريو ته اهو توهان کي توهان جو ثواب عطا فرمائيندو ۽ توهان کان توهان جو ڪو مال نه گهرندو ف٩٣

يَسْأَلْكُمُوهَا فَيُحْفِكُمْ تَبْخَلُوا وَيُخْرِجْ أَضْغَانَكُمْ ﴿٣٧﴾ هَا أَنتُمْ هَٰؤُلَاءِ

جيڪڏهن اهي ف٩٤ توهان کان گهري ۽ طلب زياده ڪري ته توهان بخيلي ڪندؤ ۽ اها بخيلي توهان جي دلين جي لاٽين کي ظاهر ڪندي. ها ٿو!

تُدْعَوْنَ لِتُنفِقُوا فِي سَبِيلِ اللَّهِ فَمِنكُم مَّن يَبْخَلُ وَمَن

توهان ته اهي آهيو جو سڏيا ويندا آهيو الله جي راهه ۾ خرچ ڪرڻ جي واسطي ف٩٥ پوءِ توهان مان ڪو بخيلي ڪندو آهي ۽ جيڪو بخيلي

يَبْخَلْ فَإِنَّمَا يَبْخَلُ عَن نَّفْسِهِ وَاللَّهُ الْغَنِيُّ وَأَنتُمُ الْفُقَرَاءُ

ڪري ف٩٦ اهو پنهنجي ئي جان تي بخيلي ڪري ٿو ۽ الله بي نياز آهي ف٩٧ ۽ توهان سڀ محتاج ف٩٨

وَإِن تَتَوَلَّوْا يَسْتَبْدِلْ قَوْمًا غَيْرَكُمْ ثُمَّ لَا يَكُونُوا أَمْثَالَكُم ﴿٣٨﴾

۽ جيڪڏهن توهان منهن ڦيريو ف٩٩ ته اهو توهان جي جاءِ تي ٻيا ماڻهو آڻيندو ۽ پوءِ اهي توهان جهڙا نه هوندا ف١٠٠.

سُورَةُ الْفَتْحِ ٤٨ مَدَنِيَّةٌ ١١١ — بِسْمِ اللَّهِ الرَّحْمَٰنِ الرَّحِيمِ — آيَاتُهَا ٢٩ رُكُوعَاتُهَا ٤

سورة فتح مدني آهي ۽ هن ۾ الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان شروع ف١ : اڻتيهه آيتون ۽ چار رڪوع آهن

إِنَّا فَتَحْنَا لَكَ فَتْحًا مُّبِينًا ﴿١﴾ لِّيَغْفِرَ لَكَ اللَّهُ مَا تَقَدَّمَ مِن ذَنبِكَ

بيشڪ اسان تنهنجي واسطي روشن فتح فرمائي ف٢ جيئن الله سبحانه تنهنجي گناهه بخشي تنهنجي اڳين جاءِ تنهنجي

وَمَا تَأَخَّرَ وَيُتِمَّ نِعْمَتَهُ عَلَيْكَ وَيَهْدِيَكَ صِرَاطًا مُّسْتَقِيمًا ﴿٢﴾ وَ

پوين جا ف٣ ۽ پنهنجون نعمتون تو تي پوريون ڪري ف٤ ۽ تو کي سڌي وات ڏيکاري ف٥ ۽ الله تنهنجي

يَنصُرَكَ اللَّهُ نَصْرًا عَزِيزًا ﴿٣﴾ هُوَ الَّذِي أَنزَلَ السَّكِينَةَ فِي قُلُوبِ

زبردست مدد فرمائي ف٦ اهو ئي آهي جنهن ايمان وارن جي دلين ۾ اطمينان نازل ڪيو

ف٨٨ شانِ نزول :- هيءَ آيت اهل قليب جي حق ۾ نازل ٿي، قليب بدر ۾ هڪ کوهه آهي جنهن ۾ مقتول ڪافر اڇلايا ويا هئا. ابوجهل ۽ سندس ساٿي ۽ آيت جو حڪم هر ڪافر لاءِ عام آهي، جيڪو ڪفر تي مئو هجي. الله تعالیٰ ان جي مغفرت نه فرمائيندو. هن کان پوءِ محبوب رسول الله صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن جي صحابه ڪرام کي خطاب فرمايو وڃي ٿو ۽ حڪم ۾ سمورا مسلمان شامل آهن. ف٨٩ يعني دُشمنن جي مقابلي ۾ ڪمزوري نه ڏيکاريو. ف٩٠ ڪافرن کي. قرطبيءَ ۾ آهي ته هن آيت جي حڪم ۾ عالمن جو اختلاف آهي. ڪن چيو ته هيءَ آيت وَاِنْ جَنَحُوْا جي ناسخ آهي، ڇو ته الله تعالیٰ مسلمانن جي صلح جي طرف مائل ٿيڻ کي منع فرمايو، جڏهن ته صلح جي حاجت نه هجي ۽ ڪن عالمن چيو ته هيءَ آيت محڪم آهي ۽ ٻئي آيتون ٻن مختلف وقتن ۽ مختلف حالتن ۾ نازل ٿيون ۽ هڪ قول هي به آهي ته آيت وَاِنْ جَنَحُوْا جو حڪم هڪ مقرر قوم سان خاص آهي ۽ هيءَ آيت عام آهي ته ڪافرن سان معاهد و جائز نه آهي مگر ضرورت جي وقت جڏهن ته مسلمان ضعيف هجن ۽ مقابلو نه ڪري سگهن. ف٩١ توهان کي عملن جو پورو پورو اجر عطا فرمائيندو. ف٩٢ نهايت جلد گذرڻ واري ۽ ان ۾ مشغول هجڻ ڪجهه به نافع نه آهي. ف٩٣ مگر خدا جي وات ۾ خرچ ڪرڻ جو حڪم ڏيندو ته جيئن توهان کي ان جو ثواب ملي. ف٩٤ يعني مال کي. ف٩٥ جتي خرچ ڪرڻ توهان تي فرض ڪيو ويو آهي. ف٩٦ صدقو ڏيڻ ۽ فرض ادا ڪرڻ ۾. ف٩٧ توهان جي صدقن ۽ طاعتن کان. ف٩٨ ان جي فضل ۽ رحمت جا. ف٩٩ ان جي ۽ سندس رسول مقبول جي طاعت کان. ف١٠٠ بلڪ نهايت مطيع ۽ فرمانبردار ٿيندا :: ❊

ف١ سُورة فتح مَدني آهي، هن ۾ چار رڪوع، اڻتيهه آيتون، پنج سؤ اٺهٺ ڪلما ۽ ٻه هزار پنج سؤ اٺهٺ حرف آهن. ف٢ شانِ نزول :- اِنَّا فَتَحْنَا حديبيه کان واپس ٿيندي محبوب سائين جن تي نازل ٿي، محبوب سائين جن کي ان جي نازل ٿيڻ سان تمام گهڻي خوشي حاصل ٿي ۽ صحابه ڪرام حضور محبوب جن کي مبارڪون ڏنيون. (بخاري، مسلم ۽ ترمذي). حديبيه هڪ کوهه آهي مڪ مڪرمه جي ويجهو. مختصر واقعو هي آهي ته محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن خواب ڏٺو ته پاڻ پنهنجن صحابن سڳورن سان گڏ امن سان مڪ مڪرمه ۾ داخل ٿيا. ڪنهن جا وار ڪوتريل هئا، ڪنهن جا وار ڪٽيل هئا ۽ ڪعبه معظمه ۾ داخل ٿيا، ڪعبه جي ڪنجي ورتائون، طواف فرمايائون، عمرو ڪيائون. صحابه ڪرام کي ان جي خبر ڏنائون، سڀ خوش ٿيا. پوءِ حضور محبوب ڪريم جن عمري جو ارادو فرمايو ۽ هڪ هزار چار سؤ صحابه ڪرام سان گڏ پهرين ذي القعده سنه ٦ هجري جو روانا ٿيا. ذوالحليفه ۾ پهچي ڪري اتي مسجد ۾ ٻه رڪعتون پڙهي ڪري عمري جو احرام ٻڌائون ۽ محبوب سائين جن سان گڏ گهڻن اصحابن سڳورن به، ڪن سڳورن جحفه کان احرام ٻڌو، رستي ۾ پاڻي ختم ٿي ويو. صحابه ڪرام عرض ڪيو ته لشڪر ۾ پاڻي بالڪل باقي نه آهي، محبوب سائين جن جي لوٽي کان سواءِ، جو ان ۾ ٿورو پاڻي آهي، محبوب سائين جن لوٽي ۾ هٿ مبارڪ وڌو ته آڱرين مبارڪن مان پاڻي وهڻ لڳو، سموري لشڪر پاڻي پيتو، وضو ڪيائون. جڏهن عُسفان جي مقام ورتي پهتا ته خبر آئي ته قريشن جا ڪافر وڏي سرو سامان سان جنگ لاءِ تيار آهن. جڏهن حديبيه وٽ پهتا ته ان جو پاڻي ختم ٿي ويو هڪ قطرو به نه رهيو، گرمي جي تمام سخت هئي. محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کوهه ۾ ڪرڙي فرمائي ته ان جي برڪت سان کوهه ڀرجي ويو. سڀني پيتو، اُٺن کي پياريائون. اتي قريشن جي ڪافرن جي طرف کان حال معلوم ڪرڻ جي لاءِ ڪيترا شخص موڪليا ويا، سڀني وڃي اهو ئي بيان ڪيو ته محبوب سائين جن عمري جي لاءِ تشريف فرما ٿيا آهن، جنگ جو ارادو نه آهي، پر انهن کي يقين نه آيو. آخرڪار انهن عروه بن مسعود ثقفي کي، جيڪو طائف جو وڏو سردار ۽ عرب جو نهايت مالدار شخص هو، حال جي تحقيق جي لاءِ موڪليو. اُن اچي ڪري ڏٺو ته محبوب سائين هٿ مبارڪ ڌوئن ٿا ته صحابه ڪرام تبرڪ جي لاءِ غساله شريف حاصل ڪرڻ جي لاءِ ٽُٽي پون ٿا. جيڪڏهن ڪڏهن لعاب مبارڪ خارج ڪرڻ فرمائن ٿا ته ماڻهو ان جي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا ۽ جنهن کي اهو حاصل ٿي وڃي ٿو، سو پنهنجي چهري ۽ بدن تي برڪت جي لاءِ مَلي ٿو. جسم اقدس جو ڪو وار مبارڪ نه ٽُڪري جيڪڏهن ڪڏهن جدا ٿيو ته صحابه ڪرام ان کي گهڻي ادب ۽ محبت سان کڻن ٿا ۽ جان کان وڌ عزيز ۽ پيارو رکن ٿا. جڏهن محبوب سائين ڪلام فرمائن ٿا ته سڀ ماٺ ٿي وڃن ٿا. محبوب سائين جي ادب ۽ تعظيم ڪا شخص نظر مٿي نه ٿو ڪري سگهي. عروه قريشن کي اهو سمورو حال وڃي بيان ڪري ٻڌايو ۽ چيو ته مان فارس، روم ۽ مصر جي بادشاهن جي درٻارن ۾ ويو آهيان، مگر مان ڪنهن بادشاهه جي اهڙي عظمت نه ڏٺي، جيڪا (محبوب) محمد مصطفیٰ (صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم) جن جي سندن صحابه ڪرام ۾ آهي، مون کي انديشو آهي ته توهان سندن مقابلي ۾ ڪامياب نه ٿي سگهندؤ. قريشن چيو اهڙي ڳالهه نه ڪر، ان ڀيري سال کين واپس ڪري ڇڏينداسون، اهي ايندڙ سال اچن. عروه چيو ته مون کي انديشو آهي ته توهان کي ڪا مصيبت پهچي. اهو چئي اهو پنهنجن ساٿين سميت طائف واپس هليو ويو ۽ ان واقعي کان پوءِ الله تعالیٰ کيس اسلام سان مشرف فرمايو. اتي ئي حضور محبوب سائين پنهنجي صحابه ڪرام کان بيعت ورتي، ان کي بيعت رضوان چون ٿا. بيعت جي خبر ٻُڌڻ سان

الْمُؤْمِنِيْنَ لِيَزْدَادُوْٓا اِيْمَانًا مَّعَ اِيْمَانِهِمْ ؕ وَلِلّٰهِ جُنُوْدُ السَّمٰوٰتِ

جيئن انهن کي يقين مٿي يقين وڌي وڃي ۽ الله جي ئي ملڪيت آهن تمام لشڪر آسمانن ۽ زمين جا

وَالْاَرْضِ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ عَلِيْمًا حَكِيْمًا ۙ﴿٤﴾ لِّيُدْخِلَ الْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنٰتِ

۽ الله علم ۽ حڪمت وارو آهي . وڃي جيئن وٺي وڃي مؤمن مردن ۽ عورتن کي

جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا وَيُكَفِّرَ عَنْهُمْ

باغن ۾ جن جي هيٺان نهرون جاري آهن انهن ۾ هميشه رهندا ۽ لاهي جيئن انهن جون برايون انهن کان

سَيِّاٰتِهِمْ ؕ وَكَانَ ذٰلِكَ عِنْدَ اللّٰهِ فَوْزًا عَظِيْمًا ۙ﴿٥﴾ وَّيُعَذِّبَ الْمُنٰفِقِيْنَ

ميٽي ڇڏي ۽ اها الله وٽ وڏي ڪاميابي آهي . ۽ جيئن عذاب ڏي منافق مردن

وَالْمُنٰفِقٰتِ وَالْمُشْرِكِيْنَ وَالْمُشْرِكٰتِ الظَّآنِّيْنَ بِاللّٰهِ ظَنَّ السَّوْءِ ؕ

۽ منافق عورتن ۽ مُشرڪ مردن ۽ مُشرڪ عورتن کي جيڪي الله جي واسطي بدگماني رکندا آهن ؔ١٠

عَلَيْهِمْ دَآئِرَةُ السَّوْءِ ۚ وَغَضِبَ اللّٰهُ عَلَيْهِمْ وَلَعَنَهُمْ وَاَعَدَّ لَهُمْ

انهن تي آهي ؔ١١ بُري گردش ۽ الله انهن تي ڏمر فرمايو ۽ انهن تي لعنت ڪيائين ۽ انهن جي واسطي جهنم

جَهَنَّمَ ؕ وَسَآءَتْ مَصِيْرًا ﴿٦﴾ وَلِلّٰهِ جُنُوْدُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ وَكَانَ

تيار فرمايائين ۽ اهو ڪهڙو نه خراب انجام آهي . ۽ الله جي ئي ملڪيت آهن آسمانن ۽ زمين جا سمورا لشڪر ۽ الله

اللّٰهُ عَزِيْزًا حَكِيْمًا ﴿٧﴾ اِنَّآ اَرْسَلْنٰكَ شَاهِدًا وَّمُبَشِّرًا وَّنَذِيْرًا ۙ﴿٨﴾

عزت ۽ حڪمت وارو آهي . بيشڪ اسان توکي موڪليو حاضر ۽ ناظر ؔ١٢ ۽ خوشخبري ڏيندڙ ۽ ڊيڄاريندڙ ڪري . ؔ١٣

لِّتُؤْمِنُوْا بِاللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ وَتُعَزِّرُوْهُ وَتُوَقِّرُوْهُ ؕ وَتُسَبِّحُوْهُ بُكْرَةً وَّ

ته جيئن اي انسانو توهان الله ۽ ان جي رسول تي ايمان آڻيو ۽ رسول جي تعظيم ۽ احترام ڪريو ۽ صبح ؔ١٤ شام الله جي پاڪائي

اَصِيْلًا ﴿٩﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ يُبَايِعُوْنَكَ اِنَّمَا يُبَايِعُوْنَ اللّٰهَ ؕ يَدُ اللّٰهِ فَوْقَ

بيان ڪريو ؔ١٤ . اهي جيڪي تنهنجي بيعت ڪن ٿا ؔ١٥ اهي ته الله سان ئي بيعت ڪن ٿا ؔ١٦ انهن جي هٿن تي الله جو ؔ١٧

اَيْدِيْهِمْ ۚ فَمَنْ نَّكَثَ فَاِنَّمَا يَنْكُثُ عَلٰى نَفْسِهٖ ۚ وَمَنْ اَوْفٰى بِمَا عٰهَدَ

هٿ آهي پوءِ جنهن عهد ٽوڙيو ان پنهنجي نقصان جي واسطي واعدو ٽوڙيو ؔ١٨ ۽ جنهن پورو ڪيو الله سان ڪيل

عَلَيْهُ اللّٰهَ فَسَيُؤْتِيْهِ اَجْرًا عَظِيْمًا ﴿١٠﴾ سَيَقُوْلُ لَكَ الْمُخَلَّفُوْنَ

عهد، پوءِ تمام جلد الله ان کي وڏو ثواب ڏيندو . ؔ١٩ هاڻي توکي چوندا جيڪي ؔ٢٠ پٺتي رهجي

ع ١ / ١٠ / ٩



ڪافر خوف زده ٿيا ۽ سندن راءِ وارن اهوئي مناسب سمجهيو ته صلح ڪن . اهڙي طرح صلح نامو لکيو ويو ۽ ايندڙ سال محبوب پاڪ جن جو تشريف فرمائڻ مقرر ٿيو اهو صلح مسلمانن جي حق ۾ گهڻو نفعي وارو ٿيو بلڪ نتيجن جي اعتبار سان فتح ثابت ٿي . انهي ڪري گهڻا مفسر فتح مان صلح حديبيه مراد وٺن ٿا ۽ اسلام جون سموريون فتحون جيڪي آئنده ٿيڻ واريون هيون ۽ ماضي جي صيغي سان تعبير سندن يقيني هجڻ جي سبب ڪان آهي . (خازن ۽ روح البيان) . ؔ٣ ۽ توهان جي صدقي امت جي مغفرت فرمائي . (خازن ۽ روح البيان) . ؔ٤ دنيوي به ۽ اخروي به ؔ٥ رسالت جي تبليغ ۽ رياست جي دستور جي اقامت ۾ (بيضاوي) . ؔ٦ دشمنن تي ڪامل غلبو عطا ڪري .

ؔ٧ ۽ پڪي عقيدي جي باوجود نفس جو اطمينان حاصل ٿئي . ؔ٨ اهو قادر آهي جنهن سان گهڙي ۾ پنهنجي رسول محبوب صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي مدد فرمائي . آسمانن ۽ زمين جي لشڪرن مان يا ته آسمانن ۽ زمين جا ملائڪ مراد آهن يا آسمانن جا ملائڪ ۽ زمين جا حيوان . ؔ٩ ان مؤمنن جي دلين جي تسڪين ۽ فتح ۽ مدد جو واعدو هن ڪري فرمايو ؔ١٠ ته اهو پنهنجي رسول محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وصحبه وسلم ۽ مؤمنن ايمان آڻڻ وارن جي مدد نه فرمائيندو . ؔ١١ عذاب ۽ هلاڪت جي . ؔ١٢ پنهنجي امت جي اعمال ۽ احوال جو ته جيئن قيامت جي ڏينهن انهن جي شاهدي ڏيو . ؔ١٣ يعني مقرب مؤمنن کي جنت جي خوشي ۽ نافرمانن کي دوزخ جي عذاب جو خوف ٻڌائيندڙ . ؔ١٤ صبح جي وقت تسبيح ۾ فجر جي نماز ۽ شام جي تسبيح ۾ باقي چارئي نمازون داخل آهن . ؔ١٥ هن بيعت مان مُراد بيعتِ رضوان آهي جيڪا محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن حديبيه ۾ ورتي هئي . ؔ١٦ جو ته رسول سان بيعت ڪرڻ الله تعالىٰ سان ئي بيعت ڪرڻ آهي جيئن ته رسول جي اطاعت الله تعالىٰ جي اطاعت آهي . ؔ١٧ جن سان انهن محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي بيعت جو شرف حاصل ڪيو . ؔ١٨ ان واعدي ٽوڙڻ جو وبال انهي تي ڪرندو . ؔ١٩ يعني حديبيه کان توهان جي واپسي جي وقت .

مِنَ الْاَعْرَابِ شَغَلَتْنَآ اَمْوَالُنَا وَاَهْلُوْنَا فَاسْتَغْفِرْ لَنَا ۚ يَقُوْلُوْنَ

ويا ف٢٠ اسان کي اسان جي مال ۽ اسان جي گهر ٻار وڃڻ کان روڪي ورتو ف٢١ هاڻي سائين جن اسان جي بخشش گهرڻ پنهنجي

بِاَلْسِنَتِهِمْ مَّا لَيْسَ فِيْ قُلُوْبِهِمْ ؕ قُلْ فَمَنْ يَّمْلِكُ لَكُمْ مِّنَ اللّٰهِ

زبان سان ڳالهائين ٿا جيڪا سندن دل ۾ ڪانهي ف٢٣ تون فرماءِ الله جي اڳيان ڪنهن کي توهان جي لاءِ ڪو اختيار آهي

شَيْـًٔا اِنْ اَرَادَ بِكُمْ ضَرًّا اَوْ اَرَادَ بِكُمْ نَفْعًا ؕ بَلْ كَانَ اللّٰهُ بِمَا

جيڪڏهن اهو توهان جو نقصان چاهي يا توهان سان ڀلائي جو ارادو فرمائي بلڪ الله کي توهان جي عملن جي

تَعْمَلُوْنَ خَبِيْرًا ﴿١١﴾ بَلْ ظَنَنْتُمْ اَنْ لَّنْ يَّنْقَلِبَ الرَّسُوْلُ وَالْمُؤْمِنُوْنَ

خبر آهي. بلڪ توهان جو گمان هو ته رسول ۽ مسلمان هرگز گهرن ڏي واپس نه ايندا

اِلٰٓى اَهْلِيْهِمْ اَبَدًا وَّزُيِّنَ ذٰلِكَ فِيْ قُلُوْبِكُمْ وَظَنَنْتُمْ ظَنَّ السَّوْءِ ۚۖ

ف٢٤ ۽ اهائي ڳالهه پنهنجي دل ۾ چڱي سمجهيو ويٺا هُئا ۽ توهان تمام بُرو گمان قائم ڪيو ف٢٥

وَكُنْتُمْ قَوْمًا بُوْرًا ﴿١٢﴾ وَمَنْ لَّمْ يُؤْمِنْ بِاللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ فَاِنَّآ اَعْتَدْنَا

۽ توهان هلاڪ ٿيڻ وارا ماڻهو هُئا. ف٢٦ ۽ جن ايمان نه آندو الله ۽ ان جي رسول تي ف٢٧ بيشڪ اسان

لِلْكٰفِرِيْنَ سَعِيْرًا ﴿١٣﴾ وَلِلّٰهِ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ يَغْفِرُ لِمَنْ يَّشَآءُ

ڪافرن جي واسطي ٻرندڙ باهه تيار ڪري رکي آهي ۽ الله تعالىٰ جي واسطي ئي آهي آسمانن ۽ زمين جي بادشاهي جنهن کي وڻيس

وَيُعَذِّبُ مَنْ يَّشَآءُ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا ﴿١٤﴾ سَيَقُوْلُ الْمُخَلَّفُوْنَ

بخشي ۽ جنهن کي گهُري عذاب ڏي ف٢٨ ۽ الله بخشڻهار مهربان آهي. هاڻي چوندا پٺتي ويهي رهڻ وارا

اِذَا انْطَلَقْتُمْ اِلٰى مَغَانِمَ لِتَاْخُذُوْهَا ذَرُوْنَا نَتَّبِعْكُمْ ۚ يُرِيْدُوْنَ

ف٢٩ جڏهن توهان غنيمتون وٺڻ هلو ف٣٠ ته اسان کي به پنهنجي پٺيان اچڻ ڏيو ف٣١ اهي گهُرن ٿا ته الله جو ڪلام

اَنْ يُّبَدِّلُوْا كَلٰمَ اللّٰهِ ؕ قُلْ لَّنْ تَتَّبِعُوْنَا كَذٰلِكُمْ قَالَ اللّٰهُ مِنْ قَبْلُ ۚ

مَٽائن ف٣٢ تون فرماءِ توهان ڪڏهن به اسان سان گڏ نه هلجو الله اڳيئي ايئن فرمائي ڇڏيو آهي

فَسَيَقُوْلُوْنَ بَلْ تَحْسُدُوْنَنَا ؕ بَلْ كَانُوْا لَا يَفْقَهُوْنَ اِلَّا قَلِيْلًا ﴿١٥﴾

ف٣٣ پوءِ هاڻي چوندا بلڪ توهان اسان تي سڙو ٿا ف٣٤ بلڪ اهي ڳالهه نه ٿي سمجهيا ف٣٥ مگر ٿوري. ف٣٦

قُلْ لِّلْمُخَلَّفِيْنَ مِنَ الْاَعْرَابِ سَتُدْعَوْنَ اِلٰى قَوْمٍ اُولِىْ بَاْسٍ

انهن پٺتي رهجي ويندڙ ٻهراڙين کي فرماءِ ف٣٧ عنقريب توهان کي هڪ سخت لڙندڙ قوم جي طرف سڏيو ويندو ف٣٨



ف٢٠ قبيله غفار، مزينه، جهينه، اشجع ۽ اسلم جا جڏهن جو محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن حديبيه جي سال عمري جي نيت سان مڪ مڪرمه جو اراد و فرمايو ته مدينه جي آس پاس جي ڳوٺن ۽ ٻهراڙين وارا قريش جي خوف کان محبوب سائين جن سان گڏ وڃڻ کان رُڪيا هِن جي با وجود، جو محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن عمري جو احرام ٻڌو هو ۽ قرباني جا جانور سان هُئا ۽ ان مان صاف ظاهر هو ته جنگ جو ارادو نه آهي، پوءِ به گهڻن اعرابين تي وڃڻ بار ٿيو ۽ اهي ڪم جو حيلو ڪري رهجي ويا ۽ انهن جو گمان هو ته قريش گهڻا طاقتور آهن مسلمان انهن کان بچي ڪري نه ايندا، سڀ اتي هلاڪ ٿي ويندا، هاڻي جڏهن ته مدد الاهي سان معاملو انهن جي خيال جي بالڪل خلاف ٿيو ته انهن کي پنهنجي نه وڃڻ تي افسوس ٿيندو ۽ معذرت ڪندا.

ف٢١ ڇو ته عورتون ۽ ٻار اڪيلا هُئا ۽ انهن جو ڪو خبر وٺندڙ نه هو، ان ڪري اسان قاصر رهيا سون.

ف٢٢ الله تعالىٰ انهن جي تڪذيب فرمائي ٿو.

ف٢٣ يعني اهي عذر ڪرڻ ۽ استغفار جي طلب ۾ ڪوڙا آهن.

ف٢٤ دشمن انهن سڀني جو اتي ئي خاتمو ڪري ڇڏيندا.

ف٢٥ ڪفر ۽ فساد جي غلبي ۽ وعدهٔ الاهي جي پوري نه ٿيڻ جي.

ف٢٦ عذابِ الاهي جا حقدار.

ف٢٧ هِن آيت ۾ خبر آهي ته جيڪو الله تعالىٰ ۽ سندس رسول تي ايمان نه آڻي، انهن مان ڪنهن هڪ جو به منڪر هجي، اهو ڪافر آهي.

ف٢٨ اهو سڀ ان جي مشيت ۽ حڪمت تي آهي.

ف٢٩ جيڪي حديبيه جي حاضري کان قاصر هيا، اي ايمان وارؤ!

ف٣٠ خيبر جي. ان جو واقعو هي هو ته جڏهن مسلمان صلح حديبيه کان فارغ ٿي ڪري واپس ٿيا ته الله تعالىٰ سائن خيبر جي فتح جو واعدو فرمايو ۽ اتان جون غنيمتون حديبيه ۾ حاضر ٿيڻ وارن جي لاءِ مخصوص ڪري ڇڏيون ويون. جڏهن مسلمانن کي خيبر جي طرف رواني ٿيڻ جو وقت آيو ته انهن ماڻهن کي لالچ ٿي ۽ انهن غنيمت جي لالچ کان چيو:

ف٣١ يعني اسان به خيبر ڏانهن توهان سان گڏ هلون ۽ جنگ ۾ شريڪ ٿيون. الله تعالىٰ فرمائي ٿو.

ف٣٢ يعني الله تعالىٰ جو واعدو، جيڪو حديبيه وارن جي لاءِ فرمايو هو ته خيبر جي غنيمت خاص انهن جي لاءِ آهي.

ف٣٣ يعني اسان جي مدينه اچڻ کان اڳ. ف٣٤ ۽ هي پسند نه ٿا ڪريو ته اسان توهان سان گڏ غنيمتون حاصل ڪريون. الله تعالىٰ فرمائي ٿو ف٣٥ دين جي. ف٣٦ يعني صرف دنيا جي ايستائين جو انهن جو زباني اقرار به دُنيا جي ئي غرض کان هو ۽ آخرت جي اُمور کي بالڪل نه سمجهندا هُئا. (جمل). ف٣٧ جيڪي مختلف قبيلن جا ماڻهو آهن ۽ انهن ۾ ڪي اهڙا به آهن جن جي توبه تائب ٿيڻ جي اميد ڪئي وڃي ٿي. ڪي اهڙا به آهن جيڪي نفاق ۾ گهڻا پختا ۽ سخت آهن، انهن کي آزمائش ۾ وجهڻ منظور آهي ته جيئن توبه تائب ۽ غير توبه تائب ۾ فرق ٿي وڃي، ان ڪري حڪم ٿيو ته انهن کي فرمايو. ف٣٨ ان قوم مان بني حنيفه يمامه جي رهڻ وارا، جيڪي مسيلمه ڪذاب جي قوم جا ماڻهو آهن، اهي مراد آهن. جن سان حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالىٰ عنه جنگ فرمائي ۽ هي به چيو ويو آهي ته انهن مان مُراد فارس ۽ روم وارا آهن، جن سان جنگ جي لاءِ حضرت عمر رضي الله تعالىٰ عنه دعوت ڏني.

شَدِيْدٍ تُقَاتِلُوْنَهُمْ اَوْ يُسْلِمُوْنَ ۚ فَاِنْ تُطِيْعُوْا يُؤْتِكُمُ اللّٰهُ اَجْرًا

جو انهن سان لڙندؤ يا اهي مسلمان ٿي وڃن پوءِ جيڪڏهن توهان فرمان مڃيندؤ ته الله توهان کي سهڻو اجر ڏيندو

حَسَنًا ۚ وَاِنْ تَتَوَلَّوْا كَمَا تَوَلَّيْتُمْ مِّنْ قَبْلُ يُعَذِّبْكُمْ عَذَابًا اَلِيْمًا ﴿١٦﴾

و٣٩ ۽ جيڪڏهن ڦري ويندؤ جيئن اڳي ڦري ويا هُئا و٤٠ ته توهان کي دردناڪ عذاب ڏيندو.

لَيْسَ عَلَى الْاَعْمٰى حَرَجٌ وَّلَا عَلَى الْاَعْرَجِ حَرَجٌ وَّلَا عَلَى الْمَرِيْضِ

انڌي تي تنگي نه آهي و٤١ ۽ نه منڊي تي سختي ۽ نه بيمار تي پڪڙ

حَرَجٌ ۭ وَمَنْ يُّطِعِ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ يُدْخِلْهُ جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا

و٤٢ ۽ جيڪو الله ۽ سندس رسول جو حڪم مڃي الله ان کي باغن ۾ وٺي ويندو جن جي هيٺان

الْاَنْهٰرُ ۚ وَمَنْ يَّتَوَلَّ يُعَذِّبْهُ عَذَابًا اَلِيْمًا ﴿١٧﴾ لَقَدْ رَضِيَ اللّٰهُ عَنِ

نهرون وهن ٿيون ۽ جيڪو ڦرندو و٤٣ ان کي دردناڪ عذاب فرمائيندو. بيشڪ الله راضي ٿيو ايمان وارن

الْمُؤْمِنِيْنَ اِذْ يُبَايِعُوْنَكَ تَحْتَ الشَّجَرَةِ فَعَلِمَ مَا فِيْ قُلُوْبِهِمْ

کان جڏهن اهي وڻ جي هيٺان تنهنجي بيعت ڪري رهيا هُئا و٤٤ پوءِ الله کي علم آهي جو ڪجھ انهن جي دلين ۾ آهي

فَاَنْزَلَ السَّكِيْنَةَ عَلَيْهِمْ وَاَثَابَهُمْ فَتْحًا قَرِيْبًا ﴿١٨﴾ وَّمَغَانِمَ كَثِيْرَةً

و٤٥ پوءِ انهن تي اطمينان لاٿائين ۽ انهن کي جلد ملڻ واري فتح جو انعام ڏنائين و٤٦ ۽ گهڻيون غنيمتون

يَّاْخُذُوْنَهَا ۭ وَكَانَ اللّٰهُ عَزِيْزًا حَكِيْمًا ﴿١٩﴾ وَعَدَكُمُ اللّٰهُ مَغَانِمَ كَثِيْرَةً

و٤٧ جن کي حاصل ڪن ۽ الله عزت ۽ حڪمت وارو آهي. ۽ الله توهان سان واعدو ڪيو آهي تمام گهڻين غنيمتن جو

تَاْخُذُوْنَهَا فَعَجَّلَ لَكُمْ هٰذِهٖ وَكَفَّ اَيْدِيَ النَّاسِ عَنْكُمْ ۚ وَلِتَكُوْنَ

جيڪي توهان وٺندؤ و٤٨ پوءِ هي توهان کي جلدي عطا فرمايائين ۽ ماڻهن جا هٿ توهان کان روڪي ڇڏيائين و٤٩ ۽ هن لاءِ ته

اٰيَةً لِّلْمُؤْمِنِيْنَ وَيَهْدِيَكُمْ صِرَاطًا مُّسْتَقِيْمًا ﴿٢٠﴾ وَّاُخْرٰى لَمْ تَقْدِرُوْا

ايمان وارن جي واسطي نشاني ٿئي و٥٠ ۽ توهان کي سڌي واٽ ڏيکاري و٥١ ۽ هڪ ٻي و٥٢ جيڪا توهان جي

عَلَيْهَا قَدْ اَحَاطَ اللّٰهُ بِهَا ۭ وَكَانَ اللّٰهُ عَلٰي كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرًا ﴿٢١﴾

وس جي نه هُئي و٥٣ اها الله جي قدرت هيٺ آهي ۽ الله هر شيءِ تي قدرت رکي ٿو

وَلَوْ قٰتَلَكُمُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لَوَلَّوُا الْاَدْبَارَ ثُمَّ لَا يَجِدُوْنَ وَلِيًّا وَّ

۽ جيڪڏهن ڪافر توهان سان لڙن و٥٤ ته ضرور توهان جي مقابلي ۾ پٺي ڏيئي ڀڄندا و٥٥ پوءِ ڪو به حمايتي نه لهندا

و٣٩ مسئلو: هيءَ آيت شيخين جليلين حضرت ابوبڪر صديق ۽ حضرت عمر فاروق رضي الله تعالیٰ عنهما جي خلافت جي صحيح هجڻ جو دليل آهي جو انهن سڳورن جي اطاعت تي جنت جو ۽ انهن جي مخالفت تي جهنم جو وعدو ڏنو ويو. و٤٠ حديبيه جي موقعي تي. و٤١ جهاد کان رهجي وڃڻ ۾. شان نزول: جڏهن مٿيون آيت نازل ٿي ته پوءِ جيڪي ماڻهو اپاهج ۽ عذر وارا هئا، انهن عرض ڪيو يا رسول الله صلی الله تعالیٰ عليڪ وسلم! اسان جو ڇا حال هوندو؟ ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي. و٤٢ جو اهي عذر ظاهر آهن ۽ جهاد ۾ حاضر نه ٿيڻ انهن ماڻهن جي لاءِ جائز آهي؛ ڇو ته نه اهي ته نه دشمنن تي حملي ڪرڻ جي طاقت رکن ٿا، نه انهن جي حملي کان بچڻ ۽ ڀڄڻ جي. انهن جي حڪم ۾ اهي پوڙها ضعيف داخل آهن، جن کي اٿڻ ويهڻ جي طاقت نه آهي يا جن ۾ دم جي بيماري ۽ کنگھ آهي يا جن جي تري تمام ڏڍي وڌي هُجي ۽ جن کي گهمڻ ڦرڻ ڏکيو آهي. ظاهر آهي ته اهي عذر جهاد کان روڪڻ وارا آهن، انهن کان سواءِ ٻيا به عذر آهن. مثلاً انتها درجي جي محتاجي ۽ سفر جي ضروري حاجتن ۽ ضرورتن جي قدرت نه رکڻ يا اهڙا ضروري شغل، جيڪي سفر کان مانع هجن. مثلاً ڪنهن اهڙي مريض جي خدمت، جنهن جي خدمت ان تي لازم آهي ۽ ان کان سواءِ ڪو ان جي خدمت انجام ڏيڻ وارو نه آهي. و٤٣ طاعت کان مُنهن موڙيندو ۽ ڪفر ۽ نفاق تي رهندو. و٤٤ حديبيه ۾ جڏهن ته انهن بيعت ڪرڻ وارن کي رضاءِ الاهي جي خوشخبري ڏني وئي، ان ڪري ان بيعت کي بيعتِ رضوان چون ٿا. ان بيعت جو سبب ظاهري سببن سان هي پيش آيو جو محبوب سرورِ ڪونين سيد الثقلين صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن حديبيه کان حضرت عثمان غني رضي الله تعالیٰ عنه کي قريش جي اشراف ڏانهن مڪي شريف موڪليو ته انهن کي خبر ڏئي ته جهانن جو سردار محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن بيت الله تعالیٰ جي زيارت جي لاءِ عمري جي ارادي سان تشريف فرما ٿيا آهن، سندن جنگ جو ارادو نه آهي ۽ هي به فرمائي ڇڏيو هُئائون ته جيڪي ڪمزور مسلمان اتي آهن، تن کي به اطمينان ڏئي ته مڪو شريف جلد فتح ٿيندو ۽ الله تعالیٰ پنهنجي دين کي غالب فرمائيندو. قريش هن ڳالهه تي متفق ٿيا ته محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن هن سال ته تشريف فرما نه ٿين ۽ حضرت عثمان غني رضي الله تعالیٰ عنه کي چيائون ته جيڪڏهن توهان ڪعبه معظمه جو طواف ڪرڻ چاهيو ته ڪريو. حضرت عثمان غني رضي الله تعالیٰ عنه فرمايو ته ايئن نه ٿو ٿي سگهي جو مان محبوب رسول ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن کان سواءِ طواف ڪريان. حديبيه ۾ مسلمانن چيو ته عثمان غني (رضي الله تعالیٰ عنه) وڏو خوش نصيب آهي، جو ڪعبه معظمه پهتو ۽ طواف سان مشرف ٿيو. محبوب پاڪ جن فرمايو ته مان ڄاڻان ٿو ته اهو اسان کان سواءِ طواف نه ڪندو، حضرت عثمان غني رضي الله تعالیٰ عنه مڪه معظمه جي ضعيف مسلمانن کي پاڻ جي محبوب جي حڪم مطابق فتح جي خوشخبري به ٻُڌائي، پوءِ قريشن حضرت عُثمان غني رضي الله تعالیٰ عنه کي روڪي ڇڏيو. حديبيه ۾ هيءَ خبر مشهور ٿي وئي ته حضرت عثمان غني رضي الله تعالیٰ عنه کي شهيد ڪيو ويو. ان تي مسلمانن کي گهڻو جوش آيو ۽ محبوب ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وسلم جن صحابه ڪرام کان ڪافرن جي مقابلي ۾ جهاد ۾ ثابت قدم رهڻ تي بيعت ورتي. اها بيعت هڪ ڏاڍي ڪنڊن واري وڻ جي هيٺان ٿي، جنهن کي عرب ۾ سمره چوندا آهن. محبوب سائينءَ جن پنهنجو کاٻو هٿ مبارڪ پنهنجي سڄي هٿ مبارڪ ۾ ورتو ۽ فرمايائون ته هي عثمان (رضي الله تعالیٰ عنه) جي بيعت آهي ۽ فرمايائون يا رب! عثمان (رضي الله تعالیٰ عنه) تنهنجي ۽ تنهنجي رسول (صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن) جي ڪم ۾ آهي. هن واقعي مان معلوم ٿئي ٿو ته محبوب سرورِ ڪونين صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کي نبوت جي نور سان معلوم هو ته حضرت عثمان غني رضي الله تعالیٰ عنه شهيد نه ٿيو، تڏهن ته سندس بيعت ورتائون. مُشرڪ ان بيعت جو حال ٻُڌي خائف ٿيا ۽ انهن حضرت عثمان غني رضي الله تعالیٰ عنه کي موڪلي ڇڏيو. حديث شريف ۾ آهي ته محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ته جن ماڻهن وڻ جي هيٺان بيعت ڪئي هُئي، تن مان ڪو به دوزخ ۾ داخل نه ٿيندو. (مسلم شريف) ۽ جنهن وڻ هيٺان بيعت ورتي وئي هئي، تنهن کي الله تعالیٰ غائب ڪري ڇڏيو. ايندڙ سال صحابه ڪرام ڪيتري به تلاش ڪئي مگر ڪنهن کي به ان جو پتو نه پيو. و٤٥ صدق، اخلاق ۽ وفا. و٤٦ يعني فتح خيبر جو، جيڪا حديبيه کان موٽي ڪري ڇهه مهينا پوءِ حاصل ٿي. و٤٧ خيبر جون ۽ خيبر وارن جا مال ۽ جو محبوب ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن ورهائي تقسيم فرمايا. و٤٨ ۽ توهان جو فتحون ٿينديون رهنديون. و٤٩ جو اهي خوفزده ٿي ڪري توهان جي اهل وعيال کي نقصان نه پهچائي سگهيا. ان جو واقعو هي هو ته جڏهن مسلمان خيبر جي جنگ لاءِ روانا ٿيا ته خيبر وارن جي حليف بني اسد ۽ غطفان چاهيو ته مدينه طيبه تي حملو ڪري مسلمانن جي اهل وعيال کي لُٽيون.



ع ٢ ١٠

لَا نَصِيْرًا ﴿٢٢﴾ سُنَّةَ اللّٰهِ الَّتِيْ قَدْ خَلَتْ مِنْ قَبْلُ ۚۖ وَلَنْ تَجِدَ لِسُنَّةِ

۽ نہ مددگار. الله جو دستور آهي جيڪو اڳي کان هلندو اچي ٿو ۵۶ ۽ توهان ڪڏهن به الله جو دستور

اللّٰهِ تَبْدِيْلًا ﴿٢٣﴾ وَهُوَ الَّذِيْ كَفَّ اَيْدِيَهُمْ عَنْكُمْ وَاَيْدِيَكُمْ عَنْهُمْ

بدلبو نہ ڏسندؤ. ۽ اهو ئي آهي جنهن انهن جا هٿ ۵۷ توهان کان روڪيا ۽ توهان جا هٿ انهن کان روڪيائين

بِبَطْنِ مَكَّةَ مِنْۢ بَعْدِ اَنْ اَظْفَرَكُمْ عَلَيْهِمْ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ بِمَا

مڪي جي واديءَ ۾ ۵۸ هن کان پوءِ جو توهان کي انهن تي ڪاميابي عطا فرمايائين ۽ الله توهان جا عمل ڏسي ٿو

تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرًا ﴿٢٤﴾ هُمُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَصَدُّوْكُمْ عَنِ الْمَسْجِدِ

اهي ۵۹ اهي آهن جن ڪفر ڪيو ۽ توهان کي مسجد حرام ۶۰ کان روڪيائون

الْحَرَامِ وَالْهَدْيَ مَعْكُوْفًا اَنْ يَّبْلُغَ مَحِلَّهٗ ؕ وَلَوْلَا رِجَالٌ مُّؤْمِنُوْنَ

۽ قرباني جا جانور رڪيل رهيا پنهنجي جاءِ تي پهچڻ کان. ۶۱ ۽ جيڪڏهن هي نہ هجي ها ڪي مسلمان مرد ۽ ڪي مسلمان

وَنِسَآءٌ مُّؤْمِنٰتٌ لَّمْ تَعْلَمُوْهُمْ اَنْ تَطَئُوْهُمْ فَتُصِيْبَكُمْ مِّنْهُمْ

عورتون ۶۲ جن جي توهان کي خبر نہ آهي ۶۳ متان توهان انهن کي لتاڙي وجهو ۶۴ پوءِ توهان کي انهن کان بي خبريءَ ۾ ڪا

مَّعَرَّةٌ ۢ بِغَيْرِ عِلْمٍ ۚ لِيُدْخِلَ اللّٰهُ فِيْ رَحْمَتِهٖ مَنْ يَّشَآءُ ۚ لَوْ تَزَيَّلُوْا

تڪليف پهچي ته ان اسان توهان کي انهن سان لڙڻ جي اجازت ڏيون ها، انهن جو تحفظ هن ڪري آهي ته الله پنهنجي رحمت ۾ داخل ڪري جنهن کي گهري ۽ جيڪڏهن اهي جدا

لَعَذَّبْنَا الَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْهُمْ عَذَابًا اَلِيْمًا ﴿٢٥﴾ اِذْ جَعَلَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا

هجن ها ۶۵ ته ضرور اسان انهن منجهان ڪافرن کي دردناڪ عذاب ڏيون ها. ۶۶ جڏهن ته ڪافرن پنهنجي دل ۾

فِيْ قُلُوْبِهِمُ الْحَمِيَّةَ حَمِيَّةَ الْجَاهِلِيَّةِ فَاَنْزَلَ اللّٰهُ سَكِيْنَتَهٗ عَلٰى

تعصب رکيو ساڳيو جاهليت جي زماني جو تعصب ۶۷ پوءِ الله پنهنجو اطمينان پنهنجي رسول ۽ ايمان وارن

رَسُوْلِهٖ وَعَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ وَاَلْزَمَهُمْ كَلِمَةَ التَّقْوٰى وَكَانُوْٓا اَحَقَّ

تي لاٿو ۶۸ ۽ پرهيزگاري جو ڪلمو انهن تي لازم فرمايائين ۶۹ ۽ اهي ان جا وڌيڪ حقدار

بِهَا وَاَهْلَهَا ؕ وَكَانَ اللّٰهُ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمًا ﴿٢٦﴾ لَقَدْ صَدَقَ اللّٰهُ

۽ ان جا اهل هئا ۷۰ ۽ الله سڀ ڪجهه ڄاڻي ٿو ۷۱. بيشڪ الله سچو ڪيو پنهنجي

رَسُوْلَهُ الرُّءْيَا بِالْحَقِّ ۚ لَتَدْخُلُنَّ الْمَسْجِدَ الْحَرَامَ اِنْ شَآءَ اللّٰهُ

رسول جو سچو خواب ۷۲ بيشڪ توهان ضرور مسجد حرام ۾ داخل ٿيندؤ جيڪڏهن الله گهريو،

منزل ٦

الله تعاليٰ انهن جي دلين ۾ رُعب وڌو ۽ انهن جا هٿ روڪي ڇڏيا. ف۵۰ هي غنيمت ڏيڻ ۽ دشمنن جا هٿ روڪي ڇڏڻ. ف۵۱ الله تعاليٰ تي توڪل ڪرڻ ۽ ڪم ان جي حوالي ڪرڻ جي، جنهن سان بصيرت ۽ يقين زياده ٿئي. ف۵۲ فتح. ف۵۳ ان مان مُراد يا فارس ۽ روم جون غنيمتون آهن يا خيبر، جنهن جو الله تعاليٰ اڳيئي واعدو فرمايو هو ۽ مسلمانن کي ڪاميابيءَ جي اميد هُئي. الله تعاليٰ انهن کي فتح ڏني ۽ هڪ قول هي آهي ته اها مڪي جي فتح آهي ۽ هڪ قول هي به آهي ته اها هر فتح آهي، جيڪا الله تعاليٰ مسلمانن کي عطا فرمائي. ف۵۴ يعني اهل مڪہ يا اهل خيبر جا حليف اسد ۽ غطفان. ف۵۵ مغلوب ٿيندا ۽ انهن کي شڪست ٿيندي.

ف۵۶ جو مؤمنن جي مدد فرمائي ٿو ۽ ڪافرن کي مقهور ڪري ٿو. ف۵۷ يعني ڪافرن جا. ف۵۸ فتح مڪہ جي ڏينهن ۽ هڪ قول هي آهي ته بطن مڪہ مان حديبيه مُراد آهي. شانِ نزول:- حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنه کان هن آيت جي شان نزول ۾ روايت ٿيل آهي ته مڪي وارن مان اسي هٿيار بند جوان تنعيم جبل کان مسلمانن تي حملي ڪرڻ جي ارادي سان لٿا. مسلمانن انهن کي گرفتار ڪري محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ڪيو، محبوب پاڪ جن معاف فرمايو ۽ ڇڏي ڏنائون. ف۵۹ مڪي جا ڪافر. ف۶۰ اتي پهچڻ کان ۽ ان جي طواف ڪرڻ کان. ف۶۱ يعني ذبح جي مقام کان، جيڪو حرم ۾ آهي. ف۶۲ مڪہ مڪرمه ۾ آهن. ف۶۳ توهان انهن کي نہ ٿا سڃاڻيو. ف۶۴ ڪافرن سان جنگ ڪرڻ ۾. ف۶۵ يعني مسلمان ڪافرن کان ممتاز ٿي وڃن ها. ف۶۶ توهان جي هٿان قتل ڪرائي ۽ توهان جي قيد ۾ آڻي. ف۶۷ جو محبوب رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن ۽ صحابه ڪرام کي مڪہ معظمه کان روڪيائون. ف۶۸ جو انهن ايندڙ سال اچڻ تي صلح ڪيو، جيڪڏهن اهي به قريش جي ڪافرن وانگر ضد ڪن ها ته ضرور جنگ ٿي وڃي ها. ف۶۹ ڪلمهٔ تقويٰ مان مُراد لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ آهي. ف۷۰ ڇو ته الله تعاليٰ انهن کي پنهنجي دين ۽ پنهنجي محبوب نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي صحبت سان مشرف فرمايو. ف۷۱ ڪافرن جو حال به ڄاڻي ٿو ۽ مسلمانن جو به، ڪا به شيءِ ان کان مخفي نہ آهي. ف۷۲ شانِ نزول:- محبوب رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن حديبيه جي ارادي فرمائڻ کان اڳ مدينه طيبه ۾ خواب ڏٺو هو جو پاڻ صحابه ڪرام سان گڏ مڪہ مڪرمه ۾ امن امان سان داخل ٿيا ۽ صحابه ڪرام مٿي جا وار ڪوڙايا، ڪن ڪترايا. اهو خواب پاڻ پنهنجن اصحابن سڳورن کي بيان فرمايائون ته انهن کي خوشي ٿي ۽ انهن خيال ڪيو ته انهيءَ سال اهي مڪہ مڪرمه ۾ داخل ٿيندا، جڏهن مسلمان حديبيه جي صلح کان پوءِ واپس ٿيا ۽ ان سال مڪہ مڪرمه ۾ داخل نہ ٿيا ته منافقن ٺٺولي ڪئي، طعنا ڏنا ۽ چيو ته اهو خواب ڇا ٿيو؟ ان تي الله تعاليٰ هيءَ آيت نازل فرمائي ۽ ان خواب جي مضمون جي تصديق فرمائي ته ضرور ائين ٿيندو ۽ اهڙيءَ طرح ايندڙ سال ائين ئي ٿيو ۽ مسلمان ايندڙ سال وڏي شان وشوڪت سان مڪي شريف ۾ فاتحانه داخل ٿيا.

ع ٣ ٩ ١١

اٰمِنِيْنَ ۙ مُحَلِّقِيْنَ رُءُوْسَكُمْ وَمُقَصِّرِيْنَ ۙ لَا تَخَافُوْنَ ؕ فَعَلِمَ مَا لَمْ تَعْلَمُوْا

امن ۽ امان سان پنهنجي مٿي جا وار ف٤٣ ڪوڙائيندي يا ڪتائيندي ف٤٤ بي خوف پوءِ ان کي علم آهي جيڪو توهان کي معلوم نه آهي

فَجَعَلَ مِنْ دُوْنِ ذٰلِكَ فَتْحًا قَرِيْبًا ﴿۲۷﴾ هُوَ الَّذِيْۤ اَرْسَلَ رَسُوْلَهٗ

ف٤٥ پوءِ ان کان اڳي ف٤٦ هڪ قريب اچڻ واري فتح رکيائين ف٤٧. اهو ئي آهي جنهن پنهنجي رسول کي

بِالْهُدٰى وَدِيْنِ الْحَقِّ لِيُظْهِرَهٗ عَلَى الدِّيْنِ كُلِّهٖ ؕ وَكَفٰى بِاللّٰهِ شَهِيْدًا ﴿۲۸﴾

هدايت ۽ سچي دين سان موڪليو جوان کي سمورن دينن تي غالب ڪري ف٤٨ ۽ الله ڪافي آهي شاهد. ف٤٩

مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ ؕ وَالَّذِيْنَ مَعَهٗۤ اَشِدَّآءُ عَلَى الْكُفَّارِ رُحَمَآءُ بَيْنَهُمْ تَرٰىهُمْ

محمد الله جو رسول آهي ۽ ان جا ساٿي ف٥٠ ڪافرن تي سخت آهن ف٥١ ۽ پاڻ ۾ نرم دل ف٥٢ تون انهن کي

رُكَّعًا سُجَّدًا يَّبْتَغُوْنَ فَضْلًا مِّنَ اللّٰهِ وَرِضْوَانًا ؗ سِيْمَاهُمْ فِيْ وُجُوْهِهِمْ

ڏسندين رڪوع ڪندي سجدي ۾ ڪرندي ف٥٣ الله جو فضل ۽ رضا گهرندي انهن جي نشاني انهن جي منهن ۾

مِّنْ اَثَرِ السُّجُوْدِ ؕ ذٰلِكَ مَثَلُهُمْ فِي التَّوْرٰىةِ ۛۚ وَمَثَلُهُمْ فِي الْاِنْجِيْلِ ۛ۫

آهي سجدي جي نشان کان ف٥٤ اها انهن جي صفت توريت ۾ آهي ۽ انهن جي صفت انجيل ۾ ف٥٥

كَزَرْعٍ اَخْرَجَ شَطْــَٔهٗ فَاٰزَرَهٗ فَاسْتَغْلَظَ فَاسْتَوٰى عَلٰى سُوْقِهٖ يُعْجِبُ

جيئن هڪ پوک ان پنهنجو سلو ڪڍيو پوءِ ان کي طاقت ڏنائين پوءِ سخت ٿي پوءِ پنهنجي ڪاني تي سڌي بيهي

الزُّرَّاعَ لِيَغِيْظَ بِهِمُ الْكُفَّارَ ؕ وَعَدَ اللّٰهُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا

رهي هارين کي چڱي لڳي ٿي ف٥٦ جيئن انهن سان ڪافرن جي دل ساڙي، الله واعدو ڪيو انهن سان جن انهن مان

الصّٰلِحٰتِ مِنْهُمْ مَّغْفِرَةً وَّاَجْرًا عَظِيْمًا ﴿۲۹﴾

ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون ف٥٧ بخشش ۽ وڏي ثواب جو.

سُوْرَةُ الْحُجُرٰتِ ٤٩ مَدَنِيَّةٌ ١٠٦
اٰيَاتُهَا ١٨
رُكُوْعَاتُهَا ٢

سورة حجرات مدني آهي هن ۾ ارڙهن آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تُقَدِّمُوْا بَيْنَ يَدَيِ اللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ وَاتَّقُوا

اي ايمان وارؤ! الله ۽ ان جي رسول کان اڳتي نه وڌو ف٢ ۽ الله کان ڊڄو

ف٤٣ سمورا. ف٤٤ ٿورڙا. ف٤٥ يعني هي جو توهان جو داخل ٿيڻ ايندڙ سال آهي ۽ توهان هن ئي سال سمجهيو ٿي ۽ توهان جي لاءِ اها تاخير بهتر هئي جوان جي سببان اتان جا ضعيف مسلمان تباهه ۽ برباد ٿيڻ کان بچي ويا. ف٤٦ يعني حرم جي دخول کان اڳ. ف٤٧ فتح خيبر، ۽ فتح موعود جي حاصل ٿيڻ تائين مسلمانن جون دليون ان سان راحت لهن. ان کان پوءِ جڏهن ٻيو سال آيو ته الله تعالىٰ محبوب سائين جن جي خواب جو جلوو ڏيکاريو ۽ ان جي مطابق واقعا ظاهر ٿيا. جيئن ارشاد فرمائي ٿو. ف٤٨ توڙي اهي مُشرڪن جا دين هجن يا ڪتابين جا. اهڙيءَ طرح الله تعالىٰ اها نعمت عطا فرمائي ۽ اسلام کي سمورن دينن تي غالب فرمائي ڇڏيو. ف٤٩ پنهنجي حبيب محمّد مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي رسالت تي، جيئن ته فرمائي ٿو. ف٥٠ يعني سندن صحابه ڪرام. ف٥١ جيئن شير شڪار تي ۽ صحابه ڪرام جو تشدد ڪافرن سان ان حد تي هو، جو اهي لحاظ رکندا هئا ته سندن بدن ڪنهن ڪافر جي بدن سان نه گسجي (لڳي) وڃي ۽ سندن ڪپڙي سان ڪنهن ڪافر جو ڪپڙو نه لڳي وڃي. (مدارڪ). ف٥٢ هڪ ٻئي تي محبت ان حد تائين پهچي ويئي جو جڏهن هڪ مؤمن ٻئي کي ڏسي ته فرطِ محبت سان مصافحه ۽ معانقه ڪري. ف٥٣ گهڻائي سان نمازون پڙهندي، نمازن تي هميشگي ڪندي. ف٥٤ ۽ هيءَ علامت اهو نور آهي، جيڪو قيامت جي ڏينهن انهن جي چهرن مان چمڪندڙ هوندو ۽ ان سان سڃاتا ويندا جو انهن دنيا ۾ الله تعالىٰ جي لاءِ گهڻا سجدا ڪيا آهن ۽ هي به چيو ويو آهي ته انهن جي چهرن ۾ سجدي جي جاءِ چوڏهين تاريخ جي چنڊ وانگر چمڪندي هوندي. عطا جو قول آهي ته رات جي ڊگهين نمازن کان انهن جي چهرن تي نور ظاهر ٿئي ٿو. جيئن حديث شريف ۾ آهي ته جيڪو رات جو نماز جي ڪثرت ڪري ٿو، صبح جو ان جو چهرو خوبصورت ٿي وڃي ٿو ۽ هي به چيو ويو آهي ته مٽي جو نشان به سجدي جي نشاني آهي. ف٥٥ هيءُ مذڪور آهي. ف٥٦ هي مثال اسلام جي شروعات ۽ ان جي ترقيءَ جو بيان فرمايو ويو ته محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن اڪيلا اٿيا، پوءِ الله تعالىٰ کين پنهنجن مخلص اصحابن سڳورن سان تقويت ڏني. قتاده چيو ته محبوب سيد الڪونين صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي صحابه ڪرام جو مثال انجيل ۾ هي لکيل آهي ته هڪ قوم پوک وانگر پيدا ٿيندي، اهي نيڪين جو حڪم ڪندا برائين کان روڪيندا. چيو ويو آهي ته پوک محبوب پاڪ جن آهن ۽ ان جون شاخون صحابه ڪرام ۽ مخلص مؤمن. ف٥٧ صحابه ڪرام سڀ جا سڀ ايمان ۽ صالح عمل وارا آهن انهيءَ ڪري اهو واعدو سڀني سان آهي. ۞ ۞ ف١ سورة حجرات مدني آهي، هن ۾ ٻه رڪوع، ارڙهن آيتون، ٽي سؤ ٽيتاليهه ڪلما ۽ هڪ هزار چار سؤ ڇاهتر حرف آهن.

ف٢ يعني توهان تي لازم آهي ته اصلاً توهان کان تقديم واقع نه ٿئي، نه قول ۾، نه فعل ۾، جو تقديم ڪرڻ محبوب ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي ادب ۽ احترام خلاف آهي. بارگاهِ رسالت ۾ نياز مندي ۽ آداب لازم آهن. شانِ نزول:- چند شخصن عيد الاضحىٰ جي ڏينهن محبوب سيد الڪونين صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کان اڳ قرباني ڪري ورتي ته انهن کي حڪم ڏنو ويو ته اهي ٻيهر قرباني ڪن ۽ حضرت عائشه صديقه رضي الله تعالىٰ عنها کان روايت ٿيل آهي ته ڪي ماڻهو رمضان کان هڪ ڏينهن اڳ ئي روزو رکڻ شروع ڪري ڏيندا هئا، تن جي حق ۾ هيءَ آيت نازل ٿي ۽ حڪم ڏنو ويو ته روزي رکڻ ۾ پنهنجي محبوب نبي سڳوري کان اڳڀرائي نه ڪريو. (صلى الله تعالىٰ عليه وآله وصحبه اجمعين).

اللّٰهَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ سَمِيْعٌ عَلِيْمٌ ۝١ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَرْفَعُوْۤا اَصْوَاتَكُمْ

بيشڪ الله ٻڌي ڄاڻي ٿو. اي ايمان وارؤ! پنهنجو آواز مٿي نه ڪريو هن

فَوْقَ صَوْتِ النَّبِيِّ وَلَا تَجْهَرُوْا لَهٗ بِالْقَوْلِ كَجَهْرِ بَعْضِكُمْ لِبَعْضٍ

نبي (غيبجون خبرون ٻڌائيندڙ) جي آواز کان وٺ ۽ ان جي بارگاه ۾ رڙ ڪري نه ڳالهايو جيئن پاڻ ۾ هڪ ٻئي جي سامهون

اَنْ تَحْبَطَ اَعْمَالُكُمْ وَاَنْتُمْ لَا تَشْعُرُوْنَ ۝٢ اِنَّ الَّذِيْنَ يَغُضُّوْنَ

رڙ ڪندا آهيو متان توهان جا عمل ڇڙ ٿي وڃن ۽ توهان کي خبر به نه هجي وٽ. بيشڪ جيڪي پنهنجو آواز

اَصْوَاتَهُمْ عِنْدَ رَسُوْلِ اللّٰهِ اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ امْتَحَنَ اللّٰهُ قُلُوْبَهُمْ

جهڪو رکندا آهن الله جي رسول وٽ وٰ اُهي ئي آهن جن جي دل الله پرهيز گاري جي واسطي پرکي ڇڏي

لِلتَّقْوٰى ؕ لَهُمْ مَّغْفِرَةٌ وَّاَجْرٌ عَظِيْمٌ ۝٣ اِنَّ الَّذِيْنَ يُنَادُوْنَكَ مِنْ

آهي انهن جي واسطي بخشش ۽ وڏو ثواب آهي. بيشڪ اهي جيڪي توکي حُجرن جي ٻاهران پُڪارن ٿا

وَّرَآءِ الْحُجُرٰتِ اَكْثَرُهُمْ لَا يَعْقِلُوْنَ ۝٤ وَلَوْ اَنَّهُمْ صَبَرُوْا حَتّٰى

انهن مان اڪثر بي عقل آهن وٺ. ۽ جيڪڏهن اهي صبر ڪن ها ايتري تائين جو تون پاڻ انهن وٽ

تَخْرُجَ اِلَيْهِمْ لَكَانَ خَيْرًا لَّهُمْ ؕ وَاللّٰهُ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ۝٥ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ

تشريف فرمائين وٺ ته اهو انهن جي لاءِ بهتر هو ۽ الله بخشڻهار مهربان آهي وٰ. اي ايمان وارؤ!

اٰمَنُوْۤا اِنْ جَآءَكُمْ فَاسِقٌۢ بِنَبَاٍ فَتَبَيَّنُوْۤا اَنْ تُصِيْبُوْا قَوْمًۢا بِجَهَالَةٍ

جيڪڏهن ڪو فاسق توهان وٽ ڪا خبر آڻي ته پوءِ تحقيق ڪري وٺو وٰ جو متان ڪنهن قوم کي اڻ ڄاڻائي ۾

فَتُصْبِحُوْا عَلٰى مَا فَعَلْتُمْ نٰدِمِيْنَ ۝٦ وَاعْلَمُوْۤا اَنَّ فِيْكُمْ رَسُوْلَ

ڪا تڪليف نه ڏيئي رهجو پوءِ پنهنجي ڪيل تي پڇتائيندي رهجي وڃو ۽ يقين ڪيو ته توهان ۾ الله جو رسول آهي وٰ

اللّٰهِ ؕ لَوْ يُطِيْعُكُمْ فِيْ كَثِيْرٍ مِّنَ الْاَمْرِ لَعَنِتُّمْ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ حَبَّبَ

گهڻن معاملن ۾ جيڪڏهن توهان جي خوشيءَ جو خيال رکي ته توهان ضرور تڪليف ۾ پئو پر الله توهان کي ايمان

اِلَيْكُمُ الْاِيْمَانَ وَزَيَّنَهٗ فِيْ قُلُوْبِكُمْ وَكَرَّهَ اِلَيْكُمُ الْكُفْرَ وَالْفُسُوْقَ وَ

وڻايو آهي ۽ ان کي توهان جي دلين ۾ سينگاريائين ۽ ڪفر ۽ فسق ۽ نافرماني کان توهان ۾

الْعِصْيَانَ ؕ اُولٰٓئِكَ هُمُ الرّٰشِدُوْنَ ۝٧ فَضْلًا مِّنَ اللّٰهِ وَنِعْمَةً ؕ

نفرت پيدا ڪيائين اهڙائي ماڻهو راهه تي آهن وٰ الله جو فضل ۽ احسان



وٰ يعني جڏهن حضور ۾ ڪجهه عرض ڪريو ته آهستي ۽ گهٽ آواز سان عرض ڪريو. اهو ئي دربارِ رسالت جو ادب ۽ احترام آهي. وٰ هن آيت ۾ محبوب سائين جن جي اجلال و اڪرام ۽ ادب و احترام جي تعليم فرمائي وئي ۽ حڪم ڏنو ويو ته ندا ڪرڻ ۾ ادب جو پورو لحاظ رکو جيئن پاڻ ۾ هڪ ٻئي جو نالو وٺي ڪري سڏيو ٿا اهڙي طرح نه سڏيو بلڪ ادب و تعظيم ۽ توصيف و تڪريم جي ڪلمن ۽ عظمت جي لقبن سان عرض ڪريو جيڪو عرض ڪرڻو هجي؛ جو ته ادب جي ڇڏڻ سان نيڪين جي برباد ٿيڻ جو انديشو آهي. شانِ نزول:- حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما کان روايت ٿيل آهي ته هيءَ آيت ثابت بن قيس بن شماس جي حق ۾ نازل ٿي، سندن ڪَنَ ڳالهائڻ گروهو، آواز اُچو هو، ڳالهائڻ ۾ آواز بلند ٿي ويندو هو. جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي ته ڏهن حضرت ثابت پنهنجي گهر ۾ ويهي رهيو ۽ چوڻ لڳو ته مان دوزخين مان آهيان. محبوب سائين جن حضرت سعد کان ان جو حال معلوم فرمايو، ان عرض ڪيو ته اهو منهنجو پاڙيسري آهي ۽ منهنجي علم ۾ ان کي ڪا بيماري ته نه ٿي آهي پوءِ اچي ڪري حضرت ثابت کي ان جو ذڪر ڪيائين، ثابت چيو ته هيءَ آيت نازل ٿي آهي ۽ توهان ڄاڻو ٿا ته مان توهان سڀني کان بلند آواز وارو آهيان ته پوءِ مان جهنمي ٿي ويس. حضرت سعد اهو حال خدمتِ اقدس ۾ پيش ڪيو، ٻاجهه واري محبوب پاڪ جن فرمايو ته اهو جنتين مان آهي. وٰ ادب ۽ تعظيم جي ڪري.

شانِ نزول:- يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَرْفَعُوْۤا اَصْوَاتَكُمْ آيت جي نازل ٿيڻ کان پوءِ حضرت ابوبڪر صديق ۽ حضرت عمر فاروق رضي الله تعالیٰ عنهما ۽ ڪن ٻين صحابه ڪرام گهڻو احتياط لازم ڪري ورتو ۽ خدمت اقدس ۾ تمام گهٽ آواز سان عرض پيش ڪندا هئا. انهن سڳورن جي حق ۾ هيءَ آيت نازل ٿي. وٰ شانِ نزول: هيءَ آيت بني تميم وفد جي حق ۾ نازل ٿي. جو محبوب ڪريم صلي الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ ٻيپهري جي وقت پهتا، جڏهن ته محبوب پاڪ جن آرام فرما هئا. انهن ماڻهن حُجرن جي ٻاهران حضور محبوب اقدس صلي الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کي سڏڻ شروع ڪيو. محبوب سائين جن تشريف وٺي آيا. انهن ماڻهن جي حق ۾ هيءَ آيت نازل ٿي ۽ محبوب رسول صلي الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي شان جي اجلال جو بيان فرمايو ويو ته بارگاهِ اقدس ۾ اهڙيءَ طرح سڏڻ جهالت ۽ بي عقلي آهي ۽ انهن ماڻهن کي ادب جي تلقين ڪئي وئي. وٰ ان وقت اهي عرض ڪن ها. جيڪو انهن کي عرض ڪرڻو هو، اهو ادب انهن تي لازم هو، ان کي بجا آڻن ها. وٰ انهن مان انهن جي لاءِ جيڪي توبهه ڪن. وٰ جو صحيح آهي يا غلط. شانِ نزول:- هيءَ آيت وليد بن عقبه جي حق ۾ نازل ٿي جو محبوب ڪريم صلي الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن ان کي بني مصطلق کان صدقات وصول ڪرڻ جي لاءِ موڪليو هو ۽ جاهليت جي زماني ۾ هن ۽ انهن جي وچ ۾ دشمني هئي. جڏهن وليد انهن جي ڳوٺ جي ويجهو ٿيو ۽ انهن کي خبر پئي ته ان خيال کان ته اهو حضرت محبوب ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن جو موڪليل آهي. گهڻا ماڻهو تعظيمًا ان جي استقبال جي واسطي آيا. وليد گمان ڪيو ته هيءَ پراڻي دشمني سبب مون کي قتل ڪرڻ جي لاءِ مڙي آيا آهن، اهو خيال ڪري وليد واپس ٿي ويو ۽ محبوب سيد عالم صلي الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کي عرض ڪيائين ته حضور محبوب پاڪ! انهن ماڻهن صدقا روڪي ڇڏيا ۽ منهنجي قتل جي پويان ٿي ويا. محبوب سائين جن حال جي تحقيق جي لاءِ خالد بن وليد کي موڪليو. حضرت خالد ڏٺو ته اهي ماڻهو آذانون چون ٿا، نماز پڙهن ٿا ۽ انهن ماڻهن صدقات پيش ڪيا، سي ڪٺي حضرت خالد خدمتِ اقدس ۾ حاضر ٿيو ۽ واقعو عرض ڪيائين. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي. ڪن مفسرن چيو ته هيءَ آيت عام آهي هن بيان ۾ نازل ٿي ته فاسق جي قول تي اعتماد نه ڪيو وڃي. مسئلو:- هن آيت مان ثابت ٿيو ته هڪ شخص جيڪڏهن عادل هجي ته ان جي خبر معتبر آهي. وٰ جيڪڏهن توهان ڪوڙ ڳالهائيندؤ ته الله تعالیٰ جي خبر ڏيڻ سان اهي توهان جو حال ظاهر ڪري توهان کي خوار ڪندا. وٰ ۽ توهان جي راءِ جي مطابق حڪم ڏين. وٰ جو سچي رستي تي قائم رهيا.

وَاللّٰهُ عَلِيْمٌ حَكِيْمٌ ۝٨ وَاِنْ طَآىِٕفَتٰنِ مِنَ الْمُؤْمِنِيْنَ اقْتَتَلُوْا

۽ الله علم ۽ حڪمت وارو آهي. ۽ جيڪڏهن مسلمانن جا ٻه ٽولا پاڻ ۾ وڙهي پون ته انهن ۾

فَاَصْلِحُوْا بَيْنَهُمَا ۚ فَاِنْۢ بَغَتْ اِحْدٰىهُمَا عَلَى الْاُخْرٰى فَقَاتِلُوا

صلح ڪرايو ف١٣ پوءِ جيڪڏهن هڪڙو ٻئي تي زيادتي ڪري ف١٤ ته ان زيادتي ڪرڻ واري سان وڙهو ايستائين

الَّتِيْ تَبْغِيْ حَتّٰى تَفِيْٓءَ اِلٰٓى اَمْرِ اللّٰهِ ۚ فَاِنْ فَآءَتْ فَاَصْلِحُوْا بَيْنَهُمَا

جو اهو الله جي حڪم جي طرف موٽي اچي، پوءِ جيڪڏهن موٽي اچي ته انهن ۾ انصاف سان ناهه ڪري ڇڏيو

بِالْعَدْلِ وَاَقْسِطُوْا ؕ اِنَّ اللّٰهَ يُحِبُّ الْمُقْسِطِيْنَ ۝٩ اِنَّمَا الْمُؤْمِنُوْنَ

۽ عدل و انصاف ڪريو بيشڪ عدل وارا الله کي پسند آهن. مسلمان پاڻ ۾

اِخْوَةٌ فَاَصْلِحُوْا بَيْنَ اَخَوَيْكُمْ وَاتَّقُوا اللّٰهَ لَعَلَّكُمْ تُرْحَمُوْنَ ۝١٠

ڀائر آهن ف١٥ پوءِ پنهنجي ٻن ڀائرن جي وچ ۾ ناهه ڪريو ف١٦ ۽ الله کان ڊڄو من توهان تي رحمت ٿئي ف١٧

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا يَسْخَرْ قَوْمٌ مِّنْ قَوْمٍ عَسٰٓى اَنْ يَّكُوْنُوْا خَيْرًا

اي ايمان وارؤ! مرد، مردن تي ٺٺول نه ڪن ف١٨ عجب نه آهي جو اهي ٺٺول ڪندڙن کان بهتر هجن

مِّنْهُمْ وَلَا نِسَآءٌ مِّنْ نِّسَآءٍ عَسٰٓى اَنْ يَّكُنَّ خَيْرًا مِّنْهُنَّ ۚ وَلَا

ف١٩ ۽ نه عورتون عورتن سان، ٿي سگهي ٿو جو اهي مسخري ڪندڙين کان بهتر هجن ف٢٠ ۽ هڪ ٻئي کي

تَلْمِزُوْٓا اَنْفُسَكُمْ وَلَا تَنَابَزُوْا بِالْاَلْقَابِ ؕ بِئْسَ الِاسْمُ الْفُسُوْقُ

طعنا نه هڻو ف٢١ ۽ هڪ ٻئي جا خراب نالا نه رکو ف٢٢ ڪهڙو نه برو نالو آهي مسلمان ٿي ڪري فاسق

بَعْدَ الْاِيْمَانِ ۚ وَمَنْ لَّمْ يَتُبْ فَاُولٰٓىِٕكَ هُمُ الظّٰلِمُوْنَ ۝١١ يٰٓاَيُّهَا

چورائڻ ف٢٣ ۽ جن توبهه نه ڪئي ته اهي ئي ظالم آهن. اي

الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اجْتَنِبُوْا كَثِيْرًا مِّنَ الظَّنِّ ۫ اِنَّ بَعْضَ الظَّنِّ اِثْمٌ

ايمان وارؤ! گهڻن گمانن کان بچو ف٢٤ بيشڪ ڪو گمان گناهه ٿي ويندو آهي ف٢٥ ۽

وَّلَا تَجَسَّسُوْا وَلَا يَغْتَبْ بَّعْضُكُمْ بَعْضًا ؕ اَيُحِبُّ اَحَدُكُمْ اَنْ

۽ عيب تلاش نه ڪريو ف٢٦ ۽ هڪ ٻئي جي گلا نه ڪريو ف٢٧ ڇا توهان مان ڪو پسند ڪندو جو

يَّاْكُلَ لَحْمَ اَخِيْهِ مَيْتًا فَكَرِهْتُمُوْهُ ؕ وَاتَّقُوا اللّٰهَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ تَوَّابٌ

پنهنجي مُئل ڀاءُ جو گوشت کائي، اهو توهان کي نه وڻندو ف٢٨ ۽ الله کان ڊڄو بيشڪ الله نهايت توبهه قبول ڪندڙ

ع ١٠ / ١٣

ف١٣ شان نزول: محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه آله وسلم جن گڏهه تي سواري تي تشريف وٺي وڃي رهيا هئا. انصار جي مجلس تي گذر ٿيو، اتي ٿورو ترسو فرمايائون. ان جڳهه تي گڏهه پيشاب ڪيو ته ابن ابيّ نڪ بند ڪيو. حضرت عبدالله بن رواحه رضي الله تعالىٰ عنه فرمايو ته محبوب پاڪ جن جي گڏهه جو پيشاب تنهنجي مشڪ کان به وڌيڪ خوشبوءِ رکي ٿو. محبوب پاڪ جن ته تشريف وٺي ويا، مگر انهن ۾ ڳالهه وڌي ويئي ۽ انهن جون قومون پاڻ ۾ وڙهي پيون ۽ ٿيا ٿيءَ تائين وڃي نوبت پهتي ته پوءِ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه آله وسلم جن واپس تشريف فرما ٿيا ۽ انهن ۾ صلح ڪرايائون. اُن معاملي ۾ هيءَ آيت نازل ٿي. ف١٤ ظلم ڪري ۽ صلح کان انڪاري ٿي وڃي. مسئلو:- باغي گروهه جو اهو ئي حڪم آهي ته ان سان قتال ڪيو وڃي، ايستائين جو اهو جنگ کان باز اچي. ف١٥ جو پاڻ ۾ ديني رابطي ۽ اسلامي محبت سان ڳنڍيل آهن ۽ هي رشتو تمام دنيوي رشتن کان مضبوط تر آهي. ف١٦ جڏهن به انهن ۾ جهيڙو واقع ٿئي.

ف١٧ ڇو ته الله تعالىٰ کان ڊڄڻ ۽ پرهيزگاري اختيار ڪرڻ مؤمنن جي باهمي محبت ۽ مودت جو سبب آهي ۽ جيڪو الله تعالىٰ کان ڊڄي ٿو، الله تعالىٰ جي رحمت ان تي ٿئي ٿي. ف١٨ شان نزول:- هن آيت جو نزول ڪيترن واقعن ۾ ٿيو. پهريون واقعو هي آهي ته ثابت بن قيس بن شماس کي ٻوڙاڻ هئي، جڏهن اهو محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه والہٖ وسلم جن جي مجلس شريف ۾ حاضر ٿيندو هو ته صحابه ڪرام کيس اڳتي ويهاريندا هئا ۽ سندس لاءِ جاءِ خالي ڪندا هئا ته جيئن اهو محبوب ڪريم جن جي ويجهو حاضر ٿي ڪلام مبارڪ ٻڌي سگهي. هڪ ڏينهن کيس حاضري ۾ دير ٿي ويئي ۽ مجلس شريف پُر ٿي ويئي ان وقت ثابت آيو ۽ قائدو هي هو ته جيڪو اهڙي وقت ۾ اچي ۽ مجلس ۾ جڳهه نه هجي ته پوءِ جتي هجي اتي بيهي رهي. ثابت آيو ته اهو رسول مقبول محبوب ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه والہٖ وسلم جن جي ويجهو ويهڻ جي لاءِ ماڻهن کي هٽائيندي هي چوندي هليو ته جڳهه ڏيو جڳهه، ايستائين جو محبوب سائين جي ويجهو پهچي ويو ۽ سندس ۽ محبوب سائين جن جي وچ ۾ صرف هڪ شخص هجي ويو. اُن ان کي به چيو ته جڳهه ڏيو. اُن چيو ته تو کي جڳهه ملي ويئي آهي، ويهي رهه. ثابت غصي ۾ اچي ڪري ان جي پويان ويهي رهيو ۽ جڏهن ڏينهن ڪجهو روشن ٿيو ته ثابت ان جو جسم دٻائي چيو ته تون ڪير؟ ان چيو ته مان فلانو شخص آهيان. ثابت سندس ماءُ جو نالو وٺي ڪري چيو ته فلاڻي جو پٽ؟! انتي اهو شخص شرم کان منهن جهڪايو ۽ ان زماني ۾ اهڙو ڪلمو عار ڏيارڻ جي لاءِ چيو ويندو هو. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي. ٻيو واقعو ضحاڪ بيان ڪيو ته هيءَ آيت بني تميم جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪي حضرت عمار، خباب، بلال، صهيب، سلمان ۽ سالم رضي الله تعالىٰ عنهم وغيره وغيره غريب صحابه ڪرام جي غربت ڏسي انهن تي کلندا هئا، تن جي حق ۾ هيءَ آيت نازل ٿي ۽ فرمايو ويو ته مرد مردن تي ٺٺول نه ڪن يعني مالدار غريبن سان مسخري نه ڪن نه عالي نسب، گهٽ نسب واري سان ۽ نه تندرست اپاهج سان ۽ نه بينا ان سان، جنهن جي اک ۾ عيب هجي. ف١٩ صدق ۽ اخلاص ۾. ف٢٠ شان نزول:- هيءَ آيت ام المؤمنين حضرت صفيه بنت حيي رضي الله تعالىٰ عنها جي حق ۾ نازل ٿي. کيس معلوم ٿيو هو ته ام المؤمنين حضرت حفصه بنت حضرت عمر فاروق رضي الله تعالىٰ عنهما کيس يهودي جي ڌيءَ چيو. ان تي کيس ڏک ٿيو ۽ روئي ۽ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه والہٖ وسلم جن کي شڪايت ڪيائين ته محبوب سائين جن فرمايو ته تون نبي زادي ۽ نبي جي بيبي آهين، تو تي اها ڇا فخر ڪري ٿي ۽ حضرت حفصه کي فرمايائون اي حفصه! خدا کان ڊڄ. (الترمذي وقال حسن صحيح غريب). ف٢١ هڪ ٻئي تي عيب نه هڻو. جيڪڏهن هڪ مؤمن ٻئي مؤمن تي عيب هنيو ته جڻ پنهنجو پاڻ کي عيب لڳايائين. ف٢٢ جيڪي انهن کي ناپسند معلوم ٿين. مسائل: حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ ڪنهن برائي کان توبهه ڪئي آهي، اُن کي توبهه کان پوءِ اُن برائي کان عار ڏيارڻ به هن نهي ۾ داخل ۽ ممنوع آهي. ڪن عالمن فرمايو ته ڪنهن مسلمان کي ڪتو يا گڏهه يا سوئر چوڻ به انهيءَ ۾ داخل آهي. ڪن عالمن فرمايو ته ان مان اهي لقب مراد آهن جن سان مسلمان جي برائي نڪرندي هجي ۽ انهن کي ناپسند هجي. تعريف جا لقب جيڪي سچا هجن، ممنوع نه آهن، جيئن حضرت ابوبڪر صديق جو لقب عتيق، حضرت عمر فاروق جو فاروق، حضرت عثمان جو ذو النورين، حضرت علي جو ابو تراب ۽ حضرت خالد جو سيف الله رضي الله تعالىٰ عنهم ۽ جيڪي لقب نالي جي منزل تي ٿي ويا ۽ لقب وارن کي ناپسند نه آهن، اهي لقب به ممنوع نه آهن، جيئن ته اعمش، اعرج. ف٢٣ پوءِ اي مسلمانو! ڪنهن مسلمان تي ٺٺول ڪري يا ان کي عيب لڳائي ڪري پنهنجو پاڻ کي فاسق نه چورايو. ف٢٤ ڇو ته هر گمان صحيح نه ٿو ٿئي. ف٢٥ مسئلو:- صالح مؤمن سان برو گمان ممنوع آهي، اهڙي طرح ان جو ڪلام ٻڌي فاسد معنىٰ مراد وٺڻ جي باوجود جو ان جي ٻي صحيح معنىٰ موجود هجي ۽ مسلمان جو حال انهن جي موافق هجي، اهو به بڇڙي گمان ۾ داخل آهي. سفيان ثوري رضي الله تعالىٰ عنه فرمايو ته گمان ٻه نمونا آهي: هڪ هي ته دل ۾ اچي ۽ زبان سان به چيو وڃي جيڪڏهن مسلمان تي اهو برائي سان آهي ته گناهه آهي. ٻيو هي ته دل ۾ اچي ۽ زبان سان نه چيو وڃي، جيتوڻيڪ اهو گناهه نه آهي، پوءِ به دل اُن کان خالي ڪرڻ ضروري آهي. مسئلو:- گمان جا ڪيترائي قسم آهن: هڪ واجب آهي، اهو الله پاڪ سان سٺو گمان رکڻ، ٻيو مستحب، اهو صالح مؤمن سان نيڪ گمان. ٽيون ممنوع حرام، اهو الله عزوجل سان برو گمان ڪرڻ. چوٿون جائز اهو ته کليل فاسق بابت اهڙو گمان رکڻ جهڙا اهڙا ڪم ڪندو وتي. ف٢٦ يعني مسلمانن جي عيب جوئي نه ڪريو ۽ انهن جي لڪل حال جي ٽوهه ۾ نه رهو جنهن کي الله تعالىٰ پنهنجي ستاريءَ سان ڇپايو. حديث شريف ۾ آهي ته گمان کان بچو، گمان وڏي ڪوڙي ڳالهه آهي ۽ مسلمانن جي عيب جوئي نه ڪريو، انهن سان حرص، حسد، بغض ۽ بي رخي نه ڪريو.

رَّحِيْمٌ ﴿١٢﴾ يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ اِنَّا خَلَقْنٰكُمْ مِّنْ ذَكَرٍ وَّاُنْثٰى وَجَعَلْنٰكُمْ

مهربان آهي. اي انسانو! اسان توهان کي هڪ مرد ف٢٩ ۽ هڪ عورت ف٣٠ مان پيدا ڪيو ف٣١ ۽ توهان کي ذاتيون

شُعُوْبًا وَّقَبَآئِلَ لِتَعَارَفُوْا ۚ اِنَّ اَكْرَمَكُمْ عِنْدَ اللّٰهِ اَتْقٰىكُمْ ۚ اِنَّ

۽ قبيلا ڪيو، جيئن هڪ ٻيءَ جي سڃاڻ رکو ف٣٢ بيشڪ الله وٽ توهان ۾ زياده عزت وارو اهو آهي جيڪو توهان مان وڌيڪ پرهيزگار آهي ف٣٣ بيشڪ

اللّٰهَ عَلِيْمٌ خَبِيْرٌ ﴿١٣﴾ قَالَتِ الْاَعْرَابُ اٰمَنَّا ۭ قُلْ لَّمْ تُؤْمِنُوْا وَلٰكِنْ

الله ڄاڻڻ وارو ۽ خبردار آهي ف٣٤ ڳوٺاڻن چيو اسان ايمان آندو ۽ تون فرماءِ توهان ايمان نه آندو ف٣٥

قُوْلُوْٓا اَسْلَمْنَا وَلَمَّا يَدْخُلِ الْاِيْمَانُ فِيْ قُلُوْبِكُمْ ۭ وَاِنْ تُطِيْعُوا

ها ائين چئو ته اسان تابعدار ٿيا آهيون ف٣٦ ۽ ايمان توهان جي دلين ۾ اڃان ڪٿان داخل ٿيو ف٣٧ ۽ جيڪڏهن توهان الله

اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ لَا يَلِتْكُمْ مِّنْ اَعْمَالِكُمْ شَيْـــًٔا ۭ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ

۽ ان جي رسول جي فرمانبرداري ڪندؤ ف٣٨ ته توهان جي ڪنهن به عمل ۾ توهان کي اجر گهٽ نه ڏيندو ف٣٩ بيشڪ الله بخشڻهار

رَّحِيْمٌ ﴿١٤﴾ اِنَّمَا الْمُؤْمِنُوْنَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا بِاللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ ثُمَّ لَمْ يَرْتَابُوْا

مهربان آهي. ايمان وارا ته اهي آهن جن الله ۽ ان جي رسول تي ايمان آندو پوءِ شڪ نه ڪيائون

وَجٰهَدُوْا بِاَمْوَالِهِمْ وَاَنْفُسِهِمْ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ۭ اُولٰۗىِٕكَ هُمُ

ف٤٠ ۽ پنهنجي جان ۽ مال سان الله جي راهه ۾ جهاد ڪيائون اهي ئي

الصّٰدِقُوْنَ ﴿١٥﴾ قُلْ اَتُعَلِّمُوْنَ اللّٰهَ بِدِيْنِكُمْ ۭ وَاللّٰهُ يَعْلَمُ مَا فِي

سچار آهن. ف٤١ تون فرماءِ ڇا توهان الله کي پنهنجو دين ٻڌايو ٿا ۽ الله ڄاڻي ٿو، جو ڪجهه آسمانن ۾

السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ ۭ وَاللّٰهُ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمٌ ﴿١٦﴾ يَمُنُّوْنَ عَلَيْكَ

جو ڪجهه زمين ۾ آهي ف٤٢ ۽ الله سڀ ڪجهه ڄاڻي ٿو. ف٤٣ اي محبوب اهي تو تي احسان ڄاڻائن ٿا

اَنْ اَسْلَمُوْا ۭ قُلْ لَّا تَمُنُّوْا عَلَيَّ اِسْلَامَكُمْ ۚ بَلِ اللّٰهُ يَمُنُّ عَلَيْكُمْ

مسلمان ٿيڻ جو، تون فرماءِ مون تي پنهنجي اسلام جو احسان نه ڄاڻايو بلڪ الله توهان تي احسان ڪري ٿو جو

اَنْ هَدٰىكُمْ لِلْاِيْمَانِ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿١٧﴾ اِنَّ اللّٰهَ يَعْلَمُ غَيْبَ

اُن توهان کي اسلام جي راهه ڏيکاري جيڪڏهن توهان سچا آهيو ف٤٤. بيشڪ الله ڄاڻي ٿو

السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۭ وَاللّٰهُ بَصِيْرٌۢ بِمَا تَعْمَلُوْنَ ﴿١٨﴾

آسمانن ۽ زمين جا سمورا غيب ۽ الله توهان جا ڪم ڏسي پسي ٿو. ف٤٥

اي الله تعالىٰ جا ٻانهو! ڀائر ٿي رهو، جيئن توهان کي حڪم ڏنو ويو. مسلمان مسلمان جو ڀاءُ آهي، اُن تي ظلم نه ڪري، ان کي خوار نه ڪري، ان جي حقارت نه ٿا ڪري، پرهيزگاري هتي آهي، پرهيزگاري هتي آهي، پرهيزگاري هتي آهي (۽ هتي جي لفظ ۾ پنهنجي سيني جي طرف اشارو فرمايائون) ماڻهوءَ جي لاءِ هي بُرائي گهڻي آهي جو پنهنجي مسلمان ڀاءُ کي حقير ڏسي، هر مسلمان مسلمان تي حرام آهي، ان جو خون به، ان جي عزت به، ان جو مال به. الله تعالىٰ توهان جي جسمن، صورتن ۽ عملن تي نظر نٿو فرمائي، پر توهان جي دلين تي نظر فرمائي ٿو (بخاري ۽ مسلم). حديث شريف ۾ آهي ته جيڪو ٻانهو دنيا ۾ ٻئي جي پرده پوشي ڪري ٿو، الله تعالىٰ قيامت جي ڏينهن اُن جي پرده پوشي ڪندو. ف٢٧ حديث شريف ۾ آهي ته گلا هيءَ آهي جو مسلمان ڀاءُ جي پٺ پويان اهڙي ڳالهه چئي وڃي، جيڪا اُن کي پسند نه لڳي، جيڪڏهن اها ڳالهه سچي آهي ته گلا، ورنه بهتان. ف٢٨ پوءِ مسلمان ڀاءُ جي گلا به پسند نه هئڻ گهرجي، ڇو ته ان جي پرپٺ برو چوڻ ان جي مرڻ کان پوءِ ان جي گوشت کائڻ جي مثل آهي، ڇو ته جهڙيءَ طرح ڪنهن جي گوشت ڪپڻ سان انکي ايذاءُ ٿئي ٿو، تهڙيءَ طرح ان کي بدگوئي سان دلي تڪليف ٿئي ٿي ۽ حقيقت ۾ عزت گوشت کان وڌيڪ پياري آهي. شانِ نزول:. محبوب رحمة اللعالمين صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جڏهن جهاد جي لاءِ سفر ۾ روانا ٿيندا هئا ته هر ٻن مالدارن سان گڏ هڪ غريب مسلمان کي ڪري ڇڏيندا هئا ته اهو غريب انهن جي خدمت ڪري ۽ اهي کيس کارائن پيارن، جيئن هر هڪ جو ڪم هلي. اهڙيءَ طرح حضرت سلمان رضي الله تعالىٰ عنه ٻن ماڻهن سان گڏ ڪيو ويو هو. هڪ ڏينهن اهو سمهي پيو ۽ کاڌو تيار نه ڪري سگهيو. پوءِ انهن ٻنهي کيس کاڌي طلب ڪرڻ جي لاءِ محبوب رسول ڪريم سراپا رحمت صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ موڪليو. محبوب سائين جن جو بورچي حضرت اُسامه رضي الله تعالىٰ عنه هو، ان وٽ به ڪجهه نه رهيو هو، سو ان فرمايو مون وٽ ڪجهه نه آهي. حضرت سلمان رضي الله تعالىٰ عنه اهو ئي اچي چيو. انهن چيو ته اُسامه (رضي الله تعالىٰ عنه) بخل ڪيو. جڏهن اهي محبوب رب العالمين حضرت پيغمبر ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيا ته ڏهن سراپا نور محبوب سائين جن کين فرمايو مان توهان جي وات ۾ گوشت جي ڪيفيت ڏسان ٿو. عرض ڪيائون اسان گوشت کاڌو ئي نه آهي. فرمايائون توهان گلا ڪئي ۽ جيڪو مسلمان جي گلا ڪري، اُن مسلمان جو گويا گوشت کاڌو. مسئلو: گلا متفق طور تي ڪبائر مان آهي، گلا ڪرڻ واري کي توبهه لازم آهي. هڪ حديث ۾ هي آهي ته گلا جو ڪفارو هي آهي ته جنهن جي گلا ڪئي وئي، ان جي لاءِ مغفرت جي دعا گهري وڃي. مسئلو: فاسق لعنتي جي عيب جو بيان گلا نه آهي. حديث شريف ۾ آهي ته فاجر جو عيب بيان ڪريو ته ماڻهو ان کان بچن. مسئلو: حسن رضي الله تعالىٰ عنه کان روايت ٿيل آهي ته ٽن شخصن جي حرمت نه آهي: هڪ هوا (ست) جو مالڪ (بدمذهب). ٻيو فاسق لعنتي. ٽيون ظالم بادشاهه يعني انهن جا عيب بيان ڪرڻ گلا نه آهي. ف٢٩ حضرت آدم عليه السلام. ف٣٠ حضرت حوا. ف٣١ نسب جي انتهائي درجي تي وڃي توهان سموري جا سمورا ملي وڃو ٿا. پوءِ فخر ۽ فضيلت جو ڪو سبب نه آهي، سڀ برابر آهيو، هڪ وڏي ڏاڏي جو اولاد. ف٣٢ ۽ هڪ ٻئي جو نسب ڄاڻي ۽ ڪو پنهنجي ابي ڏاڏي کان سواءِ ٻئي جي طرف نسبت نه ڪري، نه هي جو نسب تي فخر ڪري ۽ ٻين جي حقارت ڪري. هن کان پوءِ ان شيءِ جو ذڪر ڪيو وڃي ٿو جيڪا انسان جي لاءِ شرافت ۽ فضيلت جو سبب ۽ جنهن سان ان کي بارگاهِ الاهي ۾ عزت حاصل ٿئي ٿي. ف٣٣ هن مان معلوم ٿيو ته عزت ۽ فضيلت جو مدار پرهيزگاري آهي، نه نسب. شانِ نزول:. محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن مدينه طيبه جي بازار ۾ هڪ حبشي غلام ڏسڻ فرمايو، جيڪو هي چئي رهيو هو ته جيڪو مون کي خريد ڪري، تنهن سان منهنجو هي شرط آهي ته مون کي محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي اقتدا ۾ پنجن ئي نمازن ادا ڪرڻ کان نه روڪي. ان غلام کي هڪ شخص خريد ڪيو، پوءِ اهو غلام بيمار ٿي پيو ته محبوب رحمت عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن انجي عيادت لاءِ تشريف فرما ٿيا، پوءِ ان جي وفات ٿي وئي ۽ ٻاجهه ڀرئي محبوب رسول صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن ان جي دفن ۾ تشريف آوري فرمائي، ان تي ماڻهن ڪجهه چيو جنهن تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي. ف٣٤ شانِ نزول:. هيءَ آيت بني اسد بن خزيمه جي هڪ جماعت جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪي ڏڪر جي زماني ۾ محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيا ۽ اسلام جو اظهار ڪيائون. حقيقت ۾ اهي ايمان نه رکندا هئا ۽ پڻ انهن مدينه طيبه جي رستي ۾ گند ڪيو ۽ اتان جو اگهه گهڻو ڪري ڇڏيائون. صبح ۽ شام محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ اچي اسلام آڻڻ جو احسان جتائيندا هئا ۽ چوندا هئا اسان کي ڪجهه ڏيو. انهن جي حق ۾ هيءَ آيت نازل ٿي. ف٣٥ دل جي صدق سان. ف٣٦ ظاهر ۾. ف٣٧ مسئلو: فقط زباني اقرار جنهن سان گڏ دلي اقرار جي تصديق نه هجي، معتبر نه آهي، ان سان ماڻهو مومن نه ٿو ٿي سگهي. اطاعت ۽ فرمانبرداري اسلام جو لغوي معنيٰ آهن ۽ شرعي معنيٰ ۾ اسلام ۽ ايمان هڪ آهن، ڪو فرق نه آهي. ف٣٨ ظاهرًا ۽ باطنًا صدق ۽ اخلاص سان نفاق کي ڇڏي ڪري. ف٣٩ توهان جي نيڪين جو ثواب گهٽ نه ڪندو. ف٤٠ پنهنجي دين ۽ ايمان ۾. ف٤١ ايمان جي دعويٰ ۾. شانِ نزول:. جڏهن هي ٻئي آيتون نازل ٿيون ته اعرابي محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن

ع ٢ / ٨ / ١٤

سُوْرَةُ قٓ ٥٠ مَكِّيَّةٌ ٣٤ — اٰيَاتُهَا ٤٥ — رُكُوْعَاتُهَا ٣

سورة ق مڪي آهي ۽ هن ۾ پنجيتاليهه آيتون ۽ ٽي رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١

قٓ ۚ وَالْقُرْاٰنِ الْمَجِيْدِ ۝١ بَلْ عَجِبُوْٓا اَنْ جَاۗءَهُمْ مُّنْذِرٌ مِّنْهُمْ

عزت واري قرآن جو قسم. ف٢ بلڪ انهن کي حيرت لڳي ته انهن وٽ انهن مان هڪڙو ڊيڄاريندڙ تشريف

فَقَالَ الْكٰفِرُوْنَ هٰذَا شَيْءٌ عَجِيْبٌ ۝٢ ءَاِذَا مِتْنَا وَكُنَّا تُرَابًا ۚ

وٺي آيو ف٣ پوءِ ڪافر چيو، هيءَ ته عجيب ڳالهه آهي. ڇا جڏهن اسان مري ۽ مٽي ٿي وينداسين ورري زنده ٿينداسين

ذٰلِكَ رَجْعٌۢ بَعِيْدٌ ۝٣ قَدْ عَلِمْنَا مَا تَنْقُصُ الْاَرْضُ مِنْهُمْ ۚ وَ

اهو موٽڻ پري آهي. ف٤ اسان ڄاڻون ٿا جو ڪجهه زمين انهن مان گهٽائي ٿي ف٥ ۽ اسان وٽ

عِنْدَنَا كِتٰبٌ حَفِيْظٌ ۝٤ بَلْ كَذَّبُوْا بِالْحَقِّ لَمَّا جَاۗءَهُمْ فَهُمْ

هڪ ياد رکندڙ ڪتاب آهي. ف٦ بلڪ انهن حق کي ڪوڙو چيو ڪ جڏهن وٽن آيو پوءِ اهي هڪ پريشان ۽

فِيْٓ اَمْرٍ مَّرِيْجٍ ۝٥ اَفَلَمْ يَنْظُرُوْٓا اِلَى السَّمَاۗءِ فَوْقَهُمْ كَيْفَ بَنَيْنٰهَا وَ

اڻ ثابت ڳالهه ۾ آهن. ف٨ ڇا انهن پنهنجي مٿان آسمان کي نه ڏٺو ف٩ اسان ان کي ڪيئن ٺاهيو ف١٠ ۽

زَيَّنّٰهَا وَمَا لَهَا مِنْ فُرُوْجٍ ۝٦ وَالْاَرْضَ مَدَدْنٰهَا وَاَلْقَيْنَا فِيْهَا

سينگاريو ف١١ ۽ ان ۾ ڪٿي به سوراخ ڪونهي. ف١٢ ۽ زمين کي اسان پکيڙيو ف١٣ ۽ ان ۾ لنگر سٽيا سي

رَوَاسِيَ وَاَنْۢبَتْنَا فِيْهَا مِنْ كُلِّ زَوْجٍۢ بَهِيْجٍ ۝٧ تَبْصِرَةً وَّذِكْرٰى

ف١٤ ۽ ان ۾ هرجاءِ هر قسم جا بارونق جوڙا ڄمايا. سوچ ۽ سمجهه ف١٥

لِكُلِّ عَبْدٍ مُّنِيْبٍ ۝٨ وَنَزَّلْنَا مِنَ السَّمَاۗءِ مَاۗءً مُّبٰرَكًا فَاَنْۢبَتْنَا بِهٖ

هر رجوع ڪندڙ ٻانهي جي واسطي. ف١٦ ۽ اسان آسمان مان برڪت وارو پاڻي لاٿو ف١٧ پوءِ ان سان باغ ڄمايا سي

جَنّٰتٍ وَّحَبَّ الْحَصِيْدِ ۝٩ وَالنَّخْلَ بٰسِقٰتٍ لَّهَا طَلْعٌ نَّضِيْدٌ ۝١٠ رِّزْقًا

۽ اناج جو ڪٽيو ويندو آهي. ف١٨ ۽ کجيءَ جا ڊگها وڻ جن جو پڪل ڪوٽر ٻانهن جي روزي جي واسطي

لِّلْعِبَادِ ۙ وَاَحْيَيْنَا بِهٖ بَلْدَةً مَّيْتًا ۭ كَذٰلِكَ الْخُرُوْجُ ۝١١ كَذَّبَتْ قَبْلَهُمْ

۽ اسان ان ف١٩ سان مئل شهر جياريو ف٢٠ اهڙيءَ طرح قبرن مان توهان جو نڪرڻ آهي ف٢١ شهر کان اڳين ڪوڙو چيو ف٢٢

منزل ٧

الـمنزل ٧

جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيا ۽ انهن قسم کنيو ته اسان مخلص مؤمن آهيون. ان ۾ ايندڙ آيت نازل ٿي ۽ محبوب سيد عالم صلى الله تعالیٰ عليه واله وسلم جن کي خطاب فرمايو ويو. ف٤٢ ان کان ڪجهه به مخفي نه آهي. ف٤٣ مؤمن جو ايمان به ۽ منافق جو نفاق به، توهان جي ٻڌائڻ ۽ خبر ڏيڻ جي حاجت نه آهي. ف٤٤ پنهنجي دعويٰ ۾. ف٤٥ ان کان توهان جو ڪو حال لڪل نه آهي، نه ظاهر نه مخفي ✿ ✿ ✿

ف١ سورة قٓ مڪي آهي هن ۾ ٽي رڪوع، پنجيتاليهه آيتون، ٽي سؤ ستونجاهه ڪلما ۽ هڪ هزار چار سؤ چورانوي حرف آهن.

ف٢ اسان ڄاڻون ٿا ته مڪي جي ڪافرن محبوب سيد عالم صلى الله تعالیٰ عليه وسلم جن تي ايمان نه آندو.

ف٣ جنهن جي عدالت ۽ امانت ۽ صدق و سچائي کي اهي گهڻو ڄاڻن ٿا ۽ هي به انهن جي دلنشين آهي ته اهڙين صفتن جو شخص سچو نصيحت ڪندڙ ٿئي ٿو ان جي باوجود انهن جو محبوب سيد عالم صلى الله تعالیٰ عليه واله وسلم جن جي نبوت ۽ سندن ڊيڄارڻ کان تعجب ۽ انڪار ڪرڻ حيرت جي قابل آهي.

ف٤ انهن جي ان ڳالهه جي رد ۽ جواب ۾ الله تعالیٰ فرمائي ٿو.

ف٥ يعني سندن جسمن جو جيڪو حصو گوشت، رت ۽ هڏا وغيره زمين کائي وڃي ٿي ۽ انهن مان ڪا به شيءِ اسان کان لڪل نه آهي ته پوءِ اسان انهن کي ايئن ئي زنده ڪرڻ تي قادر آهيون، جيئن اهي اڳي هئا.

ف٦ جنهن ۾ انهن جا نالا، عدد ۽ جو ڪجهه انهن مان زمين کاڌو، سو سڀ ثابت، لکيل ۽ محفوظ آهي.

ف٧ سوچڻ ۽ سمجهڻ کان سواءِ ۽ حق مان مراد يا نبوت آهي، جنهن سان ڳنڍيل معجزا آهن يا قرآن مجيد.

ف٨ جو ڪڏهن محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالیٰ عليه واله وسلم جن کي شاعر، ڪڏهن جادوگر ته ڪڏهن ڪاهن ۽ اهڙيءَ طرح قرآن پاڪ کي شعر، جادو ۽ ڪهانت چون ٿا، ڪنهن هڪ ڳالهه تي قرار نه اٿن.

ف٩ ڏسندڙ اک ۽ اعتبار جي نظر سان ته ان جي پيدائش ۾ اسان جي قدرت جا نشان ظاهر آهن.

ف١٠ ٿنڀي کان سواءِ بلند ڪيو.

ف١١ ستارن جي روشن جسمن سان.

ف١٢ ڪو عيب ۽ قصور نه آهي.

ف١٣ پاڻيءَ تائين. ف١٤ جبلن جا جو قائم رهي. ف١٥ جو ان سان بينائي ۽ نصيحت حاصل ٿئي. ف١٦ جيڪو الله تعالیٰ جي صفت جي نادر شين ۽ خلقت جي عجائب ۾ نظر ڪري ان جي طرف رجوع ڪري. ف١٧ يعني برسات، جنهن سان هر شيءِ جي زندگي ۽ گهڻو خير و برڪت آهي. ف١٨ قسم قسم جي ڪڻڪ، جوءِ ۽ چڻا وغيره. ف١٩ برسات جي پاڻي. ف٢٠ جنهن جا باغ خشڪ ٿي چڪا هئا، پوءِ ان کي سرسبز ڪري ڇڏيو سين. ف٢١ پوءِ الله تعالیٰ جي قدرت جا نشان ڏسي ڪري مرڻ کان پوءِ ورري زنده ٿيڻ جو ڇو انڪار ڪريو ٿا. ف٢٢ رسولن کي.

قَوْمُ نُوْحٍ وَّاَصْحٰبُ الرَّسِّ وَثَمُوْدُ ﴿١٢﴾ وَعَادٌ وَّفِرْعَوْنُ وَاِخْوَانُ

نوح جي قوم ۽ رس وارن ف٢٣ ثمود ۽ عاد ۽ فرعون ۽ لوط جي قوم وارن

لُوْطٍ ﴿١٣﴾ وَّاَصْحٰبُ الْاَيْكَةِ وَقَوْمُ تُبَّعٍ ؕ كُلٌّ كَذَّبَ الرُّسُلَ فَحَقَّ

۽ ھُرَّي وارن ۽ تبع جي قوم ف٢٤ انهن مان هرهڪ رسولن کي ڪُوڙو ڄاتو پوءِ منهنجي عذاب جو واعدو ثابت

وَعِيْدِ ﴿١٤﴾ اَفَعَيِيْنَا بِالْخَلْقِ الْاَوَّلِ ؕ بَلْ هُمْ فِيْ لَبْسٍ مِّنْ خَلْقٍ

ٿي ويو. ف٢٥ پوءِ ڇا اسان پهرين پيري بنائڻ کان ٿڪجي پيا آهيون ف٢٦ بلڪ اهي نئين سر خلقڻ بابت ف٢٧ شڪ ۾

جَدِيْدٍ ﴿١٥﴾ وَلَقَدْ خَلَقْنَا الْاِنْسَانَ وَنَعْلَمُ مَا تُوَسْوِسُ بِهٖ نَفْسُهٗ ۚۖ

آهن. ۽ بيشڪ اسان انسان کي پيدا ڪيو ۽ اسان ڄاڻون ٿا جيڪي وسوسا سندس نفس وجهندو آهي ف٢٨ ۽ اسان

وَنَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيْهِ مِنْ حَبْلِ الْوَرِيْدِ ﴿١٦﴾ اِذْ يَتَلَقَّى الْمُتَلَقِّيٰنِ

دل جي رڳ کان به ان کي وڌيڪ ويجها آهيون. ف٢٩ جڏهن ان کان وٺن ٿا ٻه وٺندڙ وارا ف٣٠ هڪ ساڄي

عَنِ الْيَمِيْنِ وَعَنِ الشِّمَالِ قَعِيْدٌ ﴿١٧﴾ مَا يَلْفِظُ مِنْ قَوْلٍ اِلَّا لَدَيْهِ

طرف کان ٻيو کٻي کان ويٺل آهي ف٣١ اهو ڪا ڳالهه وات مان نه ٿو ڪڍي مگر ان وٽ هڪ نگهبان

رَقِيْبٌ عَتِيْدٌ ﴿١٨﴾ وَجَآءَتْ سَكْرَةُ الْمَوْتِ بِالْحَقِّ ؕ ذٰلِكَ مَا كُنْتَ

تيار ويٺو آهي ف٣٢. ۽ آئي موت جي سختي ف٣٣ حق سان گڏ ف٣٤ هي آهي جنهن کان تون

مِنْهُ تَحِيْدُ ﴿١٩﴾ وَنُفِخَ فِي الصُّوْرِ ؕ ذٰلِكَ يَوْمُ الْوَعِيْدِ ﴿٢٠﴾ وَجَآءَتْ

ڀڄندو هئين ۽ صور ڦوڪيو ويو ف٣٥ هي آهي عذاب جي واعدي جو ڏينهن ف٣٦. ۽ هر ساهه ايئن حاضر ٿيو

كُلُّ نَفْسٍ مَّعَهَا سَآئِقٌ وَّشَهِيْدٌ ﴿٢١﴾ لَقَدْ كُنْتَ فِيْ غَفْلَةٍ مِّنْ هٰذَا

جو ان سان گڏ هڪ هڪلڻ وارو ف٣٧ ۽ هڪ شاهد ف٣٨ بيشڪ تون ان کان غفلت ۾ هئين ف٣٩

فَكَشَفْنَا عَنْكَ غِطَآءَكَ فَبَصَرُكَ الْيَوْمَ حَدِيْدٌ ﴿٢٢﴾ وَقَالَ قَرِيْنُهٗ

پوءِ اسان تو کان پردو هٽايو ف٤٠ پوءِ اڄ تنهنجي نگاهه تکي آهي ف٤١ ۽ ان جي ساٿي ملائڪ ف٤٢

هٰذَا مَا لَدَيَّ عَتِيْدٌ ﴿٢٣﴾ اَلْقِيَا فِيْ جَهَنَّمَ كُلَّ كَفَّارٍ عَنِيْدٍ ﴿٢٤﴾ مَّنَّاعٍ لِّلْخَيْرِ

چيو هي آهي ف٤٣ جيڪو مون وٽ حاضر آهي حڪم ٿيندو توهان ٻئي جهنم ۾ سٽيو هر وڏي ناشڪر ۽ هٺيلي کي.

مُعْتَدٍ مُّرِيْبِ ﴿٢٥﴾ اَلَّذِيْ جَعَلَ مَعَ اللّٰهِ اِلٰهًا اٰخَرَ فَاَلْقِيٰهُ فِي

جيڪو ڀلائي کان روڪڻ وارو حد کان لنگهندڙ شڪ ڪندڙ ف٤٤ جنهن الله سان گڏ ڪو ٻيو معبود ناهيو توهان ٻئي ان کي



ف٢٣ "رس" هڪ کوهه آهي، جتي اهي ماڻهو پنهنجن جانورن سان گڏ رهندا هئا ۽ بُتن کي پوڄيندا هئا، اهو کوهه زمين ۾ ڌسي ويو ۽ ان جي ويجهي زمين به، اهي ماڻهو ۽ سندس مال ان سان گڏ ڌسي ويا. ف٢٤ انهن سڀني جا تذڪرا فرقان، حجر ۽ دخان سورتن ۾ گذري چُڪا. ف٢٥ هن ۾ قريشن کي ڌيان ڏيارڻ ۽ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي تسلي آهي جو توهان قريشن جي ڪفر کان تنگدل نه ٿيو. اسان هميشه رسولن جي مدد فرمائيندا آهيون ۽ سندن دشمنن تي عذاب ڪندا رهيا آهيون. هن کان پوءِ بعث جي انڪارين جي نشانن جو جواب ارشاد ٿئي ٿو. ف٢٦ جو ع ١٥/١٥ ٻيهر پيدا ڪرڻ اسان کي دشوار هجي، هن ۾ بعث جي انڪارين جي ڪمال جهالت جو اظهار آهي جو هن اقرار جي باوجود ته خلق الله تعالىٰ پيدا ڪئي، ان جي ٻيهر پيدا ڪرڻ کي محال ۽ بعيد سمجهن ٿا.

ف٢٧ يعني موت کان پوءِ پيدا ڪرڻ کان. ف٢٨ اسان کان ان جو اندر ڳجهه لڪل نه آهي. ف٢٩ هي ڪمال علم جو بيان آهي جو اسان بانهي جي حال کي خود ان کان زياده ڄاڻڻ وارا آهيون. "وريد" اها رڳ آهي جنهن ۾ رت جاري ٿي ڪري بدن جي هرهڪ جزي ۾ پهچي ٿو. هيءَ رڳ ڪنڌ ۾ آهي. معنىٰ هيءَ آهي ته انسان جا جزا هڪ ٻئي کان پردي ۾ آهن مگر الله تعالىٰ کان ڪا به شيءِ پردي ۾ نه آهي. ف٣٠ ملائڪ ۽ اهي انسان جي هر عمل ۽ ان جي هر ڳالهه لکڻ تي معمور آهن. ف٣١ ساڄي طرف وارو نيڪيون لکي ٿو ۽ کاٻي وارو برايون. هن ۾ اظهار آهي ته الله تعالىٰ ملائڪن جي لکڻ کان به بي پرواهه آهي ۽ اهو زياده لڪل ڳالهين جو ڄاڻڻ وارو آهي، نفس جا خطرا به ان کان لڪل نه آهن. ملائڪن جي ڪتابت حڪمت جي تقاضا جي مطابق آهي ته جيئن قيامت جي ڏينهن هر شخص کي سندس اعمال ناما سندس هٿ ۾ ڏنا وڃن. ف٣٢ تو ڙي اهو ڪٿي به هجي سواءِ حاجت جي قضا جي وقت ۽ جماع جي وقت کان سواءِ. ان وقت اهي ملائڪ ماڻهوءَ کان هٽي وڃن ٿا. مسئلو:- انهن ٻنهي حالتن ۾ ماڻهوءَ کي ڳالهائڻ جائز نه آهي ته جيئن ان جي لکڻ جي لاءِ ملائڪن کي ان حالت ۾ ان جي ويجهو ٿيڻ جي تڪليف نه ٿئي. اهي ملائڪ ماڻهوءَ جي هر ڳالهه لکن ٿا، بيماري جو ڪنجهڻ به ۽ هي به جيڪو ٿيو آهي ته صرف اهي شيون لکن ٿا جن ۾ اجر ۽ ثواب يا پڪڙ ۽ عذاب هجي. امام بغوي هڪ حديث روايت ڪئي آهي ته جڏهن ماڻهو هڪ نيڪي ڪري ٿو ته ساڄي طرف وارو ملائڪ ڏهه نيڪيون لکي ٿو ۽ جڏهن برائي ڪري ٿو ته ساڄي طرف وارو ملائڪ کٻي پاسي واري ملائڪ کي چوي ٿو ته اڃا بيهه، شايد اهو شخص استغفار ڪري. بعث جي انڪارين جي رد فرمائڻ ۽ پنهنجي قدرت ۽ علم سان انهن تي حجتن قائم ڪرڻ کان پوءِ انهن کي ٻڌايو وڃي ٿو ته جنهن شيءِ جو انڪار ڪن ٿا سا عنقريب سندن موت ۽ قيامت جي وقت پيش اچڻ واري آهي ۽ ماضي جي صيغي سان سندن اچڻ جو تعبير فرمائي ان جي قرب جو اظهار ڪيو وڃي ٿو، جيئن ته ارشاد ٿئي ٿو. ف٣٣ جيڪا عقل ۽ حواس کي بگڙيل ۽ ڏکويل ڪري ڇڏي ٿي. ف٣٤ حق مان مُراد يا موت جي حقيقت آهي يا آخرت جو امر جنهن جو انسان خود معائنو ڪري ٿو يا انجام ڪار سعادت ۽ شقاوت ۽ سڪرات جي حالت ۾ مرڻ واري کي چيو وڃي ٿو ته موت. ف٣٥ بعث جي لاءِ. ف٣٦ جنهن جو الله تعالىٰ ڪافرن سان واعدو فرمايو هو. ف٣٧ ملائڪ جيڪو ان کي محشر جي طرف هڪلي. ف٣٨ جيڪو سندس عملن جي شاهدي ڏئي. حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته هڪلڻ وارو ملائڪ هوندو ۽ شاهد خود سندس نفس. ضحاڪ جو قول آهي ته هڪلڻ وارو ملائڪ آهي ۽ شاهد پنهنجي بدن جا عضوا هٿ ۽ پير وغيره. حضرت عثمان غني رضى الله تعالىٰ عنه منبر تي چڙهي ڪري فرمايو ته هڪلڻ وارو به ملائڪ آهي ۽ شاهد به ملائڪ. (جمل). پوءِ ڪافر کي چيو ويندو. ف٣٩ دُنيا ۾. ف٤٠ جيڪو تنهنجي دل، ڪن ۽ اکين تي پيل هو. ف٤١ جو تون انهن شين کي ڏسي رهيو آهين، جن جو دُنيا ۾ انڪار ڪندو هئين. ف٤٢ جيڪو سندس عملن لکڻ وارو ۽ مٿس شاهدي ڏيڻ وارو آهي (مدارڪ ۽ خازن). ف٤٣ ان جو اعمال نامو (مدارڪ). ف٤٤ دين ۾.

الْعَذَابِ الشَّدِيْدِ ﴿٢٦﴾ قَالَ قَرِيْنُهٗ رَبَّنَا مَآ اَطْغَيْتُهٗ وَلٰكِنْ كَانَ

سخت عذاب ۾ ستيو. ان جي ساٿي شيطان چيو[وف ٤٥] اسان جارب مون ان کي سرڪش نہ ڪيو[وف ٤٦] هائو هي پاڻ ئي پري

فِيْ ضَلٰلٍۢ بَعِيْدٍ ﴿٢٧﴾ قَالَ لَا تَخْتَصِمُوْا لَدَيَّ وَقَدْ قَدَّمْتُ اِلَيْكُمْ

جي گمراهي ۾ هو. وف ٤٧ فرمائيندو مون وٽ جهيڙو نہ ڪريو[وف ٤٨] مان توهان کي پهريائين عذاب جو خوف ڏيا ريو هو

بِالْوَعِيْدِ ﴿٢٨﴾ مَا يُبَدَّلُ الْقَوْلُ لَدَيَّ وَمَآ اَنَا بِظَلَّامٍ لِّلْعَبِيْدِ ﴿٢٩﴾ يَوْمَ

مون وٽ ڳالهه تبديل نہ ٿيندي آهي ۽ نہ ئي مان ٻانهن تي ظلم ڪيان

نَقُوْلُ لِجَهَنَّمَ هَلِ امْتَلَاْتِ وَتَقُوْلُ هَلْ مِنْ مَّزِيْدٍ ﴿٣٠﴾ وَاُزْلِفَتِ

اسان جهنم کي فرمائيندا اسين ڇا تون ڀرجي وئين. وف ٥٠ اهو عرض ڪندو ڇا ڪجهه وڌيڪ آهي. وف ٥١ ۽ ويجهي ڪئي ويندي جنت

الْجَنَّةُ لِلْمُتَّقِيْنَ غَيْرَ بَعِيْدٍ ﴿٣١﴾ هٰذَا مَا تُوْعَدُوْنَ لِكُلِّ اَوَّابٍ

پرهيزگارن جي واسطي جو انهن کان پري نہ هوندي وف ٥٢. هي آهي اها جنهن جو توهان سان واعدو ڪيو ويو وف ٥٣ هر رجوع ڪندڙ

حَفِيْظٍ ﴿٣٢﴾ مَنْ خَشِيَ الرَّحْمٰنَ بِالْغَيْبِ وَجَآءَ بِقَلْبٍ مُّنِيْبِ ﴿٣٣﴾

نگاهه رکندڙ جي واسطي وف ٥٤. جيڪو رحمٰن کان اڻ ڏٺي ڊڄي ٿو ۽ رجوع ڪندڙ دل وٺي آيو وف ٥٥. انهن کي فرمايو ويندو

ادْخُلُوْهَا بِسَلٰمٍ ؕ ذٰلِكَ يَوْمُ الْخُلُوْدِ ﴿٣٤﴾ لَهُمْ مَّا يَشَآءُوْنَ فِيْهَا وَلَدَيْنَا

جنت ۾ وڃو سلامتيءَ سان گڏ وف ٥٦ هي هميشگيءَ جو ڏينهن آهي وف ٥٧ انهن جي واسطي آهي ان ۾ جيڪي گهرن ۽ اسان وٽ ان کان

مَزِيْدٌ ﴿٣٥﴾ وَكَمْ اَهْلَكْنَا قَبْلَهُمْ مِّنْ قَرْنٍ هُمْ اَشَدُّ مِنْهُمْ بَطْشًا

زياده آهي. وف ٥٨ انهن کان اڳي وف ٥٩ اسان ڪيتريون ئي قومون تباهه فرمايون جيڪي پڪڙ ۾ انهن کان سخت هيون وف ٦٠

فَنَقَّبُوْا فِي الْبِلَادِ ؕ هَلْ مِنْ مَّحِيْصٍ ﴿٣٦﴾ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَذِكْرٰى لِمَنْ

پوءِ شهرن ۾ تلاش ڪيائون وف ٦١ ته ڪا ڀڄڻ جي جاءِ وف ٦٢ بيشڪ ان ۾ نصيحت آهي ان جي واسطي

كَانَ لَهٗ قَلْبٌ اَوْ اَلْقَى السَّمْعَ وَهُوَ شَهِيْدٌ ﴿٣٧﴾ وَلَقَدْ خَلَقْنَا

جيڪو دل رکي ٿو وف ٦٣ يا ڪن لڳائي وف ٦٤ ۽ متوجه هجي. ۽ بيشڪ اسان آسمانن

السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ وَمَا بَيْنَهُمَا فِيْ سِتَّةِ اَيَّامٍ ۖ وَّمَا مَسَّنَا مِنْ لُّغُوْبٍ ﴿٣٨﴾

۽ زمين کي ۽ جو ڪجهه انهن جي وچ ۾ آهي ڇهن ڏينهن ۾ ٺاهيو ۽ اسان کي ڪا ٿڪاوٽ نہ ٿي وف ٦٥.

فَاصْبِرْ عَلٰى مَا يَقُوْلُوْنَ وَسَبِّحْ بِحَمْدِ رَبِّكَ قَبْلَ طُلُوْعِ الشَّمْسِ وَ

پوءِ انهن جي ڳالهين تي صبر ڪر ۽ پنهنجي رب جي پاڪائي بيان ڪر تعريف ڪندي سج اڀرڻ کان اڳي ۽



وف ٤٥ جيڪو دنيا ۾ ان تي مسلط هو. وف ٤٦ هي شيطان جي طرف کان ڪافر جو جواب آهي، جيڪو جهنم ۾ وڃڻ وقت چوندو ته اي اسان جا رب! مون کي شيطان برغلايو. ان تي شيطان چوندو ته مان کيس گمراهه نہ ڪيو. وف ٤٧ مان کيس گمراهيءَ جي طرف سڏيو، ان قبول ڪيو ان تي ارشادِ الاهي ٿيندو. الله تعاليٰ. وف ٤٨ جو جزا جي گهر ۽ حساب جي جاءِ ۾ جهڳڙو ڪجهه نفعي وارو نہ آهي. وف ٤٩ پنهنجن ڪتابن ۾ ۽ پنهنجن رسولن جي زبانن تي. مان توهان جي لاءِ ڪا حجت باقي نہ ڇڏي. وف ٥٠ الله تعاليٰ جهنم سان واعدو فرمايو ته کيس جنن ۽ انسانن سان ڀريندو ان واعدي جي تحقيق جي لاءِ جهنم کان اهو سوال پڇيو ويندو. وف ٥١ هن جي معنيٰ اها به ٿي سگهي ٿي ته هاڻي مون ۾ گنجائش باقي نہ آهي، مان ڀرجي ويس ۽ هي به ٿي سگهي ٿو ته اڃا به گنجائش آهي. وف ٥٢ عرش جي ساڄي طرف جتان موقف وارا ان کي ڏسندا ۽ انهن کي چيو ويندو. وف ٥٣ رسولن جي معرفت دنيا ۾. وف ٥٤ رجوع ڪرڻ مان اهو مراد آهي، جيڪو نافرمانيءَ کي ڇڏي طاعت اختيار ڪري. سعيد بن مسيّب فرمايو "اَوَّابُ" اهو آهي، جيڪو گناهه ڪري، وري توبه ڪري، وري ان کان گناهه صادر ٿئي، وري توبه ڪري ۽ نگاهه رکڻ وارو اهو، جيڪو الله تعاليٰ جي حڪم جو لحاظ رکي حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما فرمايو، جيڪو پنهنجو پاڻ کي گناهن کان محفوظ رکي ۽ انهن کان استغفار ڪري ۽ هي به چيو ويو آهي ته جيڪو الله تعاليٰ جي امانتن ۽ ان جي حقن جي حفاظت ڪري ۽ هي به بيان ڪيو ويو آهي ته جيڪو طاعتن جو پابند هجي، خدا ۽ رسول جا حڪم پورا ڪري ۽ پنهنجي نفس جي نگهباني ڪري، يعني هڪ گهڙي به خدا ذوالجلال جي ياد کان غافل نہ رهي نفسن جي حفاظت ڪري ـــــ

اگر تو پاسداری پاس انفاس ۔ بسلطانی رسانندت ازیں پاس.

ترا یک پند بس در ہر دو عالم ۔ زجانت بر نیاید بے خدا دم.

وف ٥٥ يعني اخلاص مند، طاعت قبوليندڙ صحيح العقيده دل. وف ٥٦ خوف ۽ خطري کان سواءِ امن ۽ اطمينان سان، نہ توهان کي عذاب ٿئي، نہ توهان جون نعمتون ختم ٿين. وف ٥٧ هاڻي نہ فنا آهي، نہ موت آهي. وف ٥٨ جيڪو اهي طلب ڪن ۽ اهو ديدارِ الاهي ۽ تجلي رباني آهي، جنهن سان هر جمعي تي دارالڪرامت ۾ نوازيا ويندا. وف ٥٩ يعني توهان جي زماني جي ڪافرن کان اڳ. وف ٦٠ يعني اهي امتون هنن کان مضبوط ۽ زبردست هيون. وف ٦١ ۽ ڳولا ۾ جا بجا ڦريا. وف ٦٢ موت ۽ حڪمِ الاهي کان، مگر ڪا اهڙي جڳهه نہ لڌائون. وف ٦٣ عقل مند دل. شبلي قدس سرهٗ فرمايو ته قرآني نصيحتن مان فيض حاصل ڪرڻ جي لاءِ دل حاضر گهرجي، جنهن ۾ اک ڇنڀ جي لاءِ به غفلت نہ اچي. وف ٦٤ قرآن ۽ نصيحت ڏي. وف ٦٥ شان نزول:- مفسرن چيو ته هي آيت يهودين جي رد ۾ نازل ٿي، جيڪي چوندا هئا ته الله تعاليٰ آسمانن ۽ زمين ۽ انهن جي وچ ۾ ڪائنات کي ڇهن ڏينهن ۾ بڻايو، جن مان پهريون آچر آهي ۽ پويون جمعو. پوءِ اهو معاذالله ٿڪجي پيو ۽ ڇنڇر جي ڏينهن ان عرش تي ليٽي ڪري آرام ڪيو. هن آيت ۾ انهن جو رد آهي ته الله تعاليٰ ان کان پاڪ آهي جو ٿڪجي. اهو قادر آهي، جو هڪ گهڙيءَ ۾ سارو جهان بڻائي، هر شيءِ کي حڪمت جي تقاضا مطابق هستي عطا فرمائي ٿو. شانِ الاهي ۾ يهودين جو اهو ڪلمو محبوب سيدعالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن کي ناپسند لڳو ۽ غضب جي سختيءَ کان چهري مبارڪ تي سرخي ظاهر ٿي پئي ته الله تعاليٰ سندن تسڪين فرمائي ۽ خطاب ٿيو.

قَبْلَ الْغُرُوْبِ ﴿٣٩﴾ وَمِنَ الَّيْلِ فَسَبِّحْهُ وَاَدْبَارَ السُّجُوْدِ ﴿٤٠﴾ وَاسْتَمِعْ يَوْمَ

سج لهڻ کان اڳي وڳ ۽ ڪجهه رات گذاري ان جي تسبيح ڪر ڪ۲ ۽ نمازن کان پوءِ. ڦ٦٨ ۽ ڪن لائي ٻڌ

يُنَادِ الْمُنَادِ مِنْ مَّكَانٍ قَرِيْبٍ ﴿٤١﴾ يَّوْمَ يَسْمَعُوْنَ الصَّيْحَةَ بِالْحَقِّ ۭ ذٰلِكَ

جنهن ڏينهن پڪارڻ وارو پڪاريندو ڦ٦٩ هڪ ويجهي جاءِ کان ڦ٧٠. جنهن ڏينهن خوفناڪ آواز ٻڌندا اُحق سان ڳڌ

يَوْمُ الْخُرُوْجِ ﴿٤٢﴾ اِنَّا نَحْنُ نُحْيٖ وَنُمِيْتُ وَاِلَيْنَا الْمَصِيْرُ ﴿٤٣﴾ يَوْمَ تَشَقَّقُ

هي ڏينهن آهي قبرن مان ٻاهر نڪرڻ جو. بيشڪ اسان جياريون ۽ اسان ماريون ٿا ۽ اسان جي طرف ئي موٽڻ آهي ڦ٧٢. جنهن ڏينهن زمين جيڪي ٻوندي انهن کان

الْاَرْضُ عَنْهُمْ سِرَاعًا ۭ ذٰلِكَ حَشْرٌ عَلَيْنَا يَسِيْرٌ ﴿٤٤﴾ نَحْنُ اَعْلَمُ بِمَا يَقُوْلُوْنَ

جلدي ڪندي نڪرندا ڦ٧٣ اهو گڏ ڪرڻ اسان تي آسان آهي. اسان خوب ڄاڻون ٿا جو ڪجهه اهي چئي رهيا آهن ڦ٧٤

وَمَآ اَنْتَ عَلَيْهِمْ بِجَبَّارٍ ۣ فَذَكِّرْ بِالْقُرْاٰنِ مَنْ يَّخَافُ وَعِيْدِ ﴿٤٥﴾

۽ توهان انهن تي ڪا ڏاڍائي ڪرڻ وارا نه آهيو ڦ٧٥ پوءِ قرآن سان نصيحت ڪريو ان کي جيڪو منهنجي ڌمڪي کان ڊڄي

سُوْرَةُ الذّٰرِيٰتِ ٥١ مَكِّيَّةٌ ٦٧ — اٰيَاتُهَا ٦٠ — رُكُوْعَاتُهَا ٣

سورة ذاريات مڪي آهي ۽ هن ۾ سٺ آيتون ۽ ٽي رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ڦ١

وَالذّٰرِيٰتِ ذَرْوًا ﴿١﴾ فَالْحٰمِلٰتِ وِقْرًا ﴿٢﴾ فَالْجٰرِيٰتِ يُسْرًا ﴿٣﴾ فَالْمُقَسِّمٰتِ

قسم انهن جو جيڪي پکيڙي اڏائيندڙ ڦ٢. پوءِ بار کڻندڙ ڦ٣. پوءِ نرم هلندڙ ڦ٤ پوءِ حڪم سان ورهائيندڙ

اَمْرًا ﴿٤﴾ اِنَّمَا تُوْعَدُوْنَ لَصَادِقٌ ﴿٥﴾ وَّاِنَّ الدِّيْنَ لَوَاقِعٌ ﴿٦﴾ وَالسَّمَاۗءِ

ڦ٥. بيشڪ جنهن ڳالهه جو توهان سان واعدو ڪيو ٿو وڃي ضرور سچ آهي ۽ بيشڪ انصاف ضرور ٿيڻو آهي ڦ٦ ۽ سينگار واري آسمان

ذَاتِ الْحُبُكِ ﴿٧﴾ اِنَّكُمْ لَفِيْ قَوْلٍ مُّخْتَلِفٍ ﴿٨﴾ يُّؤْفَكُ عَنْهُ مَنْ

جو قسم. ڦ٨ توهان مختلف ڳالهه ۾ آهيو ڦ٩. هن قرآن کان اهو ئي اُونڌو ڪيو ويندو آهي جنهن جي قسمت ۾ اونڌو ٿيڻ

اُفِكَ ﴿٩﴾ قُتِلَ الْخَرّٰصُوْنَ ﴿١٠﴾ الَّذِيْنَ هُمْ فِيْ غَمْرَةٍ سَاهُوْنَ ﴿١١﴾

هجي. ڦ١٠ مار پوي دل کان گهڙيندڙن تي. جيڪي نشي ۾ وساري ويهندڙ آهن. ڦ١١

يَسْــَٔـلُوْنَ اَيَّانَ يَوْمُ الدِّيْنِ ﴿١٢﴾ يَوْمَ هُمْ عَلَى النَّارِ يُفْتَنُوْنَ ﴿١٣﴾

پڇن ٿا ڦ١٢ انصاف جو ڏينهن ڪڏهن ٿيندو. ڦ١٣ ان ڏينهن ٿيندو جنهن ڏينهن اهي باهه تي تپايا ويندا ڦ١٤ ۽ فرمايو ويندو

منزل ٧

ڦ٦٦ يعني فجر، ظهر ۽ عصر جي وقت. ڦ٦٧ يعني مغرب ۽ عشاء ۽ تهجد جي وقت. ڦ٦٨ حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما کان روايت ٿيل آهي ته محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن سڀني نمازن کان پوءِ تسبيح ڪرڻ جو حڪم فرمايو (بخاري). محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ته جيڪو شخص هر نماز کان پوءِ ٽيٽيهه دفعا سُبْحَانَ اللهِ، ٽيٽيهه ڀيرا اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ، ٽيٽيهه ڀيرا اَللهُ اَكْبَرُ ۽ هڪ ڀيرو لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللهُ وَحْدَهٗ لَا شَرِيْكَ لَهٗ، لَهُ الْمُلْكُ وَلَهُ الْحَمْدُ وَهُوَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ پڙهي، ان جا گناهه بخشيا ويندا، توڙي سمنڊ جي جهڳ برابر هجن يعني تمام گهڻا هجن. (مسلم شريف). ڦ٦٩ يعني حضرت اسرافيل عليه السلام. ڦ٧٠ يعني بيت المقدس جي پٿر کان جيڪو آسمان جي طرف زمين جو سڀ کان ويجهو مقام آهي. حضرت اسرافيل جي ندا اهائي هوندي اي منتشر ٿيل هڏيون ۽ ڦاٽل جوڙو، ذرا ذرا ٿيل گوشت، ٽڙيل پکڙيل وارو! الله تعالیٰ توهان کي فيصلي جي لاءِ گڏ ٿيڻ جو حڪم ڏئي ٿو. ڦ٧١ سڀئي ماڻهو، هن مان مراد ٻي ڦوڪ آهي. ڦ٧٢ آخرت ۾. ڦ٧٣ مثل محشر جي طرف. ڦ٧٤ يعني قريش جا ڪافر. ڦ٧٥ جو انهن کي زور سان اسلام ۾ داخل ڪريو، توهان جو ڪم دعوت ڏيڻ ۽ سمجهائڻ چڏڻ آهي. (وڪان هذا قبل الامر بالقتال).

ڦ١ سورة ذاريات مڪي آهي، هن ۾ ٽي رڪوع، سٺ آيتون، ٽي سؤ سٺ ڪلما ۽ هڪ هزار ۽ سؤ انٽيتاليهه حرف آهن. ڦ٢ يعني اهي هوائون جيڪي مٽي وغيره کي اڏائن ٿيون. ڦ٣ يعني اهي ڪڪريون ۽ اُيون جيڪي برسات جو پاڻي کڻن ٿيون. ڦ٤ اهي ٻيڙيون، جيڪي پاڻي ۾ سهوليت سان هلن ٿيون. ڦ٥ يعني ملائڪن جون اهي جماعتون جيڪي حڪم الاهي سان برسات ۽ رزق وغيره تقسيم ڪن ٿيون ۽ جن کي الله تعالیٰ مدبرات الامر ڪيو آهي ۽ جهان ۾ تدبير ۽ تصرف جو اختيار عطا فرمايو آهي ڪن مفسرن جو قول آهي ته اهي سموريون صفتون هوائن جون آهن ته اهي مٽي به اڏارن ٿيون، ڪڪرن کي به کڻي گهمائن ٿيون، وري انهن کي وٺي ڪري سهوليت سان هلن ٿيون، وري الله تعالیٰ جي ملڪن ۾ ان جي حڪم سان برسات کي تقسيم ڪن ٿيون. قسم جو مقصد اصلي ان شيءِ جي عظمت بيان ڪرڻ آهي، جنهن سان قسم فرمايو ويو ۽ جو ته اهي شيون ڪمال قدرت الاهي تي دلالت ڪرڻ واريون آهن. عقل وارن کي موقعو ڏنو وڃي ٿو ته اهي انهن ۾ نظر ڪري بعث ۽ جزا تي دليل وٺن ته جيڪو قادر برحق اهڙن عجيب امرن تي قدرت رکي ٿو ۽ اهو پنهنجين پيدا ڪيل شين کي فنا ڪرڻ کان پوءِ ٻيهر هستي عطا فرمائڻ تي بيشڪ قادر آهي. ڦ٦ يعني بعث ۽ جزا. ڦ٧ ۽ حساب کان پوءِ نيڪي ۽ برائي جو بدلو ضرور ملندو. ڦ٨ جنهن کي ستارن سان مزين فرمايو آهي جو اي مڪي وارؤ! محبوب نبي ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي شان ۾ ۽ قرآن ڪريم جي باري ۾. ڦ٩ ڪڏهن محبوب رسول ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کي ساحر چئو ٿا، ڪڏهن شاعر، ڪڏهن ڪاهن ته ڪڏهن مجنون. (معاذ الله). اهڙيءَ طرح قرآن ڪريم کي ڪڏهن سحر ٻڌايو ٿا، ڪڏهن شعر، ڪڏهن ڪهانت ته ڪڏهن اڳين جو داستان. ڦ١٠ جيڪو ازلي محروم آهي، اهو هن سعادت کان محروم رهي ٿو ۽ ڏوڪي ڏيڻ وارن جي ڏوڪي ۾ اچي ٿو. محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي زماني جا ڪافر جڏهن ڪنهن کي ڏسندا هئا جو ايمان آڻڻ جو ارادو ڪري ٿو ته ان کي محبوب نبي ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي نسبت چوندا هئا ته ڇو وڃين ٿو اهي ته شاعر آهن، ساحر آهن، ڪاذب آهن (معاذ الله تعالیٰ) ۽ اهڙيءَ طرح قرآن پاڪ کي چوندا هئا ته اهو شعر آهي، سحر آهي، ڪذب آهي. (معاذ الله تعالیٰ). ڦ١١ يعني جهالت جي نشي ۾ آخرت کي وساري ويٺا آهن. ڦ١٢ نبي ڪريم محبوب عظيم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کان مسخري ۽ تڪذيب جي طور تي. ڦ١٣ انهن جي جواب ۾ فرمايو وڃي ٿو. ڦ١٤ ۽ کين عذاب ڏنو ويندو.

ذُوْقُوْا فِتْنَتَكُمْ ۭ هٰذَا الَّذِيْ كُنْتُمْ بِهٖ تَسْتَعْجِلُوْنَ ﴿١٤﴾ اِنَّ الْمُتَّقِيْنَ

چکو پنهنجي هيءَ سزا . هيءُ اهوئي آهي جنهن جي توهان کي تڪڙ هُئي ف١٥ . بيشڪ پرهيزگار

فِيْ جَنّٰتٍ وَّعُيُوْنٍ ﴿١٥﴾ اٰخِذِيْنَ مَآ اٰتٰىهُمْ رَبُّهُمْ ۭ اِنَّهُمْ كَانُوْا

باغن ۽ چشمن ۾ آهن ف١٦ پنهنجي رب جون عنايتون وٺندي بيشڪ اهي

قَبْلَ ذٰلِكَ مُحْسِنِيْنَ ﴿١٦﴾ كَانُوْا قَلِيْلًا مِّنَ الَّيْلِ مَا يَهْجَعُوْنَ ﴿١٧﴾ وَبِالْاَسْحَارِ

اُن کان اڳي ف١٧ نيڪوڪار هُئا . اهي رات ۾ ٿورو سمهندا هئا . ف١٨ ۽

هُمْ يَسْتَغْفِرُوْنَ ﴿١٨﴾ وَفِيْٓ اَمْوَالِهِمْ حَقٌّ لِّلسَّاۗىِٕلِ وَالْمَحْرُوْمِ ﴿١٩﴾ وَفِي

پوئين رات بخشش گهرندا هئا . ف١٩ ۽ انهن جي مال ۾ حق هو سوالي ۽ بي نصيب جو . ف٢٠

الْاَرْضِ اٰيٰتٌ لِّلْمُوْقِنِيْنَ ﴿٢٠﴾ وَفِيْٓ اَنْفُسِكُمْ ۭ اَفَلَا تُبْصِرُوْنَ ﴿٢١﴾ وَفِي

۽ زمين ۾ نشانيون آهن يقين ڪندڙن جي واسطي . ف٢١ ۽ پاڻ توهان ۾ ف٢٢ پوءِ ڇا توهان کي سُجهي نٿو .

السَّمَاۗءِ رِزْقُكُمْ وَمَا تُوْعَدُوْنَ ﴿٢٢﴾ فَوَرَبِّ السَّمَاۗءِ وَالْاَرْضِ اِنَّهٗ لَحَقٌّ مِّثْلَ

۽ آسمان ۾ توهان جو رزق آهي ف٢٣ ۽ توهان کي جنهن جو واعدو ڏنو وڃي ٿو ف٢٤ . پوءِ آسمان ۽ زمين جي رب جو قسم بيشڪ

مَآ اَنَّكُمْ تَنْطِقُوْنَ ﴿٢٣﴾ هَلْ اَتٰىكَ حَدِيْثُ ضَيْفِ اِبْرٰهِيْمَ الْمُكْرَمِيْنَ ﴿٢٤﴾

هيءُ قرآن حق آهي انهيءَ ٻوليءَ ۾ جيڪا توهان ڳالهايو ٿا . اي محبوب ! ڇا تو وٽ ابراهيم جي معزز مهمانن جي

اِذْ دَخَلُوْا عَلَيْهِ فَقَالُوْا سَلٰمًا ۭ قَالَ سَلٰمٌ ۚ قَوْمٌ مُّنْكَرُوْنَ ﴿٢٥﴾ فَرَاغَ

خبر پهتي . ف٢٥ جڏهن انهن اُن وٽ اچي سلام چيو فرمايائين سلام ! اوپرا ماڻهو لڳن ٿا . ف٢٦

اِلٰٓى اَهْلِهٖ فَجَاۗءَ بِعِجْلٍ سَمِيْنٍ ﴿٢٦﴾ فَقَرَّبَهٗٓ اِلَيْهِمْ قَالَ اَلَا تَاْكُلُوْنَ ﴿٢٧﴾

پوءِ پنهنجي گهر وارن ڏي ويو تلهو ڳابو وٺي آيو ف٢٧ پوءِ انهن وٽ (اهو تيار ٿيل) آڻي رکيائين . ف٢٨ چيائين ڇا

فَاَوْجَسَ مِنْهُمْ خِيْفَةً ۭ قَالُوْا لَا تَخَفْ ۭ وَبَشَّرُوْهُ بِغُلٰمٍ عَلِيْمٍ ﴿٢٨﴾

توهان کائو نٿا . پوءِ پنهنجي دل ۾ انهن کان ڊڄڻ لڳو ف٢٩ انهن چيو ڊڄ نه ف٣٠ ۽ ان کي هڪ علم واري پٽ (جي ڄمڻ)

فَاَقْبَلَتِ امْرَاَتُهٗ فِيْ صَرَّةٍ فَصَكَّتْ وَجْهَهَا وَقَالَتْ عَجُوْزٌ عَقِيْمٌ ﴿٢٩﴾

جي خوشخبري ڏنائون . ان تي سندس بيبي ف٣١ رڙ ڪندي آئي پوءِ پنهنجي مٿي تي هٿ هڻي چيائين ڇا پوڙهي سنڍ کي

قَالُوْا كَذٰلِكِ ۙ قَالَ رَبُّكِ ۭ اِنَّهٗ هُوَ الْحَكِيْمُ الْعَلِيْمُ ﴿٣٠﴾

ف٣٢ . انهن چيو تنهنجي رب ائين فرمايو آهي . ۽ اهو ئي حڪمت وارو داناءُ آهي .

ع ٣ / ١٨

ف١٥ ۽ دنيا ۾ مسخري سان چوندا هيئو ته اهو عذاب جلدي آڻيو جنهن جو وعدو ڏيو ٿا . ف١٦ يعني پنهنجي رب جي نعمت ۾ آهن باغن جي اندر جن ۾ لطيف چشما جاري آهن . ف١٧ دنيا ۾ . ف١٨ ۽ رات جو گهڻو حصو نماز ۾ گذاريندا هُئا . ف١٩ يعني رات تهجد ۽ شب بيداري ۾ گذارن ٿا ۽ تمام ٿورو وقت سمهن ٿا ۽ رات جو پويون حصو استغفار ۾ گذارن ٿا ۽ ايتري سمهڻ کي به سُستي سمجهن ٿا . ف٢٠ سوالي ته اهو جيڪو پنهنجي حالت جي لاءِ ماڻهن کان سوال ڪري ۽ محروم اهو جيڪو حاجتمند هجي ۽ حياءَ کان سوال به نه ڪري . ف٢١ جيڪي الله تعالیٰ جي وحدانيت ۽ ان جي قدرت ۽ حڪمت تي دلالت ڪن ٿيون . ف٢٢ توهان جي پيدائش ۾ ۽ الله تعالیٰ جي تبديلين ۾ ۽ توهان جي ظاهر ۽ باطن ۾ الله تعالیٰ جي قدرت جا اهڙا بيشمار عجائب ۽ غرائب آهن جن سان بانهي کي ان جو شانِ خدائي معلوم ٿئي ٿو . ف٢٣ جو انهيءَ طرف کان برسات وسائي ڪري زمين کي پيداوار سان مالامال ڪيو وڃي ٿو . ف٢٤ آخرت جي ثواب ۽ عذاب جو اهو سڀ آسمان ۾ لکيل آهي ف٢٥ جيڪي ڏهه يا ٻارهن ملائڪ هئا . ف٢٦ اها ڳالهه پاڻ پنهنجي دل ۾ فرمايائين . ف٢٧ نفيس ڳابو . ف٢٨ جو کائڻ ۽ اهو ميزبان جي آداب مان آهي ته مهمان جي اڳيان کاڌو پيش ڪري ، جڏهن انهن ملائڪن نه کاڌو ته حضرت ابراهيم عليه السلام . ف٢٩ حضرت ابن عباس رضی الله تعالی عنهما فرمايو ته سندس دل ۾ ڳالهه آئي ته هي ملائڪ آهن ۽ عذاب جي لاءِ موڪليا ويا آهن . ف٣٠ اسان الله تعالیٰ جا موڪليل آهيون . ف٣١ يعني حضرت ساره . ف٣٢ جنهن کي ڪڏهن ٻار نه ٿيو ۽ نوي يا نوانوي سالن جي عمر تي پُڄي . مطلب هي هو ته اهڙي عمر ۽ اهڙي حالت ۾ ٻار ٿيڻ نهايت تعجب جي ڳالهه آهي .

الجزء ٢٧

قَالَ فَمَا خَطْبُكُمْ اَيُّهَا الْمُرْسَلُوْنَ ﴿٣١﴾ قَالُوْٓا اِنَّآ اُرْسِلْنَآ اِلٰى قَوْمٍ

ابراهيم فرمايو اي ملائڪو! توهان جو مقصد ڪهڙو آهي؟ و٣٣ چيائون هڪ مجرم قوم جي طرف موڪليا ويا

مُّجْرِمِيْنَ ﴿٣٢﴾ لِنُرْسِلَ عَلَيْهِمْ حِجَارَةً مِّنْ طِيْنٍ ﴿٣٣﴾ مُّسَوَّمَةً عِنْدَ

آهيون و٣٤. جيئن انهن تي گاري مان ٺاهيل پٿر ڦٽي ڪريون. جيڪي تنهنجي رب وٽ حد لنگهندڙن جي

رَبِّكَ لِلْمُسْرِفِيْنَ ﴿٣٤﴾ فَاَخْرَجْنَا مَنْ كَانَ فِيْهَا مِنَ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿٣٥﴾

واسطي نشان ڪري رکيل آهن و٣٥. پوءِ اسان ڪڍي ورتا ان شهر مان جيڪي ايمان وارا هُئا

فَمَا وَجَدْنَا فِيْهَا غَيْرَ بَيْتٍ مِّنَ الْمُسْلِمِيْنَ ﴿٣٦﴾ وَتَرَكْنَا فِيْهَآ اٰيَةً

پوءِ اسان اتي مسلمانن جو هڪڙو ئي گهر لڌو و٣٦. ۽ اسان ان ۾ و٣٧ نشاني باقي رکي

لِّلَّذِيْنَ يَخَافُوْنَ الْعَذَابَ الْاَلِيْمَ ﴿٣٧﴾ وَفِيْ مُوْسٰٓى اِذْ اَرْسَلْنٰهُ اِلٰى

انهن جي واسطي جيڪي دردناڪ عذاب کان ڊڄن ٿا و٣٨. ۽ موسىٰ ۾ و٣٩ جڏهن ان کي موڪليوسين فرعون وٽ

فِرْعَوْنَ بِسُلْطٰنٍ مُّبِيْنٍ ﴿٣٨﴾ فَتَوَلّٰى بِرُكْنِهٖ وَقَالَ سٰحِرٌ اَوْ مَجْنُوْنٌ ﴿٣٩﴾

روشن سند سان و٤٠ پوءِ پنهنجي لشڪر سميت ڦري ويو و٤١ ۽ چيائين جادوگر آهي يا چريو.

فَاَخَذْنٰهُ وَجُنُوْدَهٗ فَنَبَذْنٰهُمْ فِى الْيَمِّ وَهُوَ مُلِيْمٌ ﴿٤٠﴾ وَفِيْ عَادٍ اِذْ

پوءِ اسان ان کي ۽ سندس لشڪر کي پڪڙي درياءَ ۾ ڦٽي ڪيوسين هن حال ۾ جو اهو پاڻ تي ملامت ڪندڙ هو و٤٢ ۽ عاد

اَرْسَلْنَا عَلَيْهِمُ الرِّيْحَ الْعَقِيْمَ ﴿٤١﴾ مَا تَذَرُ مِنْ شَيْءٍ اَتَتْ عَلَيْهِ اِلَّا

۾ و٤٣ جڏهن اسان انهن تي خشڪ طوفان موڪليو و٤٤ جنهن شيءِ کان لنگهي ان کي ڳريل شيءِ وانگر ڪري

جَعَلَتْهُ كَالرَّمِيْمِ ﴿٤٢﴾ وَفِيْ ثَمُوْدَ اِذْ قِيْلَ لَهُمْ تَمَتَّعُوْا حَتّٰى حِيْنٍ ﴿٤٣﴾

ڇڏيائين ٿي. و٤٥ ۽ ثمود ۾ و٤٦ جڏهن انهن کي فرمايو ويو هڪ وقت تائين نفعو وٺي بيهو و٤٧. پوءِ

فَعَتَوْا عَنْ اَمْرِ رَبِّهِمْ فَاَخَذَتْهُمُ الصّٰعِقَةُ وَهُمْ يَنْظُرُوْنَ ﴿٤٤﴾ فَمَا

انهن پنهنجي رب جي حڪم کان سرڪشي ڪئي و٤٨ پوءِ انهن کي سندن اکين آڏو ڪوڙڪ اچي ورتو و٤٩. پوءِ اهي

اسْتَطَاعُوْا مِنْ قِيَامٍ وَّمَا كَانُوْا مُنْتَصِرِيْنَ ﴿٤٥﴾ وَقَوْمَ نُوْحٍ مِّنْ

اُٿي سگهيا و٥٠ ۽ نه اهي بدلو وٺي سگهيا ٿي ۽ انهن کان اڳي نوح جي قوم کي

قَبْلُ اِنَّهُمْ كَانُوْا قَوْمًا فٰسِقِيْنَ ﴿٤٦﴾ وَالسَّمَآءَ بَنَيْنٰهَا بِاَيْىدٍ وَّاِنَّا

هلاڪ فرمايو سي بيشڪ اهي فاسق ماڻهو هئا ۽ آسمان کي اسان پنهنجي هٿن سان ٺاهيو و٥١ ۽ بيشڪ اسان

ع ٢٣ / ٢ / ١

منزل ٧

و٣٣ يعني هن خوشخبريءَ کان سواءِ توهان جو ٻيو ڪهڙو ڪم آهي؟ و٣٤ يعني لوط جي قوم جي طرف. و٣٥ انهن پٿرن تي نشان هُئا، جن سان معلوم ٿيندو هو ته هي دنيا جي پٿرن مان نه آهن ڪن مفسرن فرمايو ته هر هڪ پٿر تي ان جو نالو لکيل هو، جنهن کي ان سان هلاڪ ڪرڻو هو. و٣٦ يعني هڪ ئي گهر جا ماڻهو ۽ اُهي حضرت لوط عليه السلام ۽ سندس ٻئي صاحبزاديون آهن. و٣٧ يعني لوط جي قوم جي ان شهر ۾ ڪافرن کي هلاڪ ڪرڻ کان پوءِ. و٣٨ ته جيئن اهي عبرت حاصل ڪن ۽ انهن جهڙن فعلن کان پري رهن ۽ اها نشاني انهن جا ڦٽل گهر هئا يا اهي پٿر جن سان اهي هلاڪ ڪيا ويا يا اهو ڪارو بدبوءِ دار پاڻي جيڪو ان سرزمين مان نڪتو هو. و٣٩ يعني حضرت موسىٰ عليه السلام جي واقعي ۾ به نشاني رکي سون. و٤٠ روشن سند مان مُراد حضرت موسىٰ عليه السلام جا معجزا آهن، جيڪي پاڻ فرعون ۽ فرعونين تي پيش فرمايا. و٤١ يعني فرعون پنهنجي جماعت سان گڏ حضرت موسىٰ عليه السلام تي ايمان آڻڻ کان منهن موڙيو. و٤٢ ته ڇو ان حضرت موسىٰ عليه السلام تي ايمان نه آندو ۽ ۽ چو مٿس طعنو ڪنائين و٤٣ يعني عاد جي قوم جي هلاڪ ڪرڻ ۾ به عبرت جي قابل نشانيون آهن. و٤٤ جنهن ۾ ڪجهه به خير ۽ برڪت نه هُئي، هيءَ هلاڪ ڪرڻ واري هوا هُئي. و٤٥ توڙي اهي ماڻهو هجن يا جانور يا ٻيا مال، جنهن شيءِ کي ڇُهي ويئي تنهن کي هلاڪ ڪري اهڙو ڪري ڇڏيو جڻ ته اها مدتن کان هڪ ڳريل سڙيل آهي. و٤٦ يعني ثمود جي قوم جي هلاڪ ڪرڻ ۾ به نشانيون آهن. و٤٧ يعني موت جي وقت تائين دنيا ۾ زندگي گذاريو، اهو ئي زمانو توهان جي مهلت جو آهي. و٤٨ ۽ حضرت صالح عليه السلام جي تڪذيب ڪيائون ۽ ڏاچي جون ڪُچون ڪپيائون. و٤٩ ۽ هولناڪ آواز جي عذاب سان هلاڪ ڪيا ويا. و٥٠ عذاب جي نازل ٿيڻ وقت نه ڀڄي سگهيا. و٥١ پنهنجي دستِ قدرت سان.

لَمُوْسِعُوْنَ ﴿٤٧﴾ وَالْاَرْضَ فَرَشْنٰهَا فَنِعْمَ الْمٰهِدُوْنَ ﴿٤٨﴾ وَمِنْ كُلِّ

وسعت ڏيڻ وارا آهيون. ف٥٢ ۽ زمين کي اسان فرش بڻايو ۽ اسان ڪهڙا نه سٺا وڇائيندڙ آهيون. ۽ اسان هر شيءِ جا

شَیْءٍ خَلَقْنَا زَوْجَیْنِ لَعَلَّكُمْ تَذَكَّرُوْنَ ﴿٤٩﴾ فَفِرُّوْۤا اِلَى اللّٰهِ ؕ اِنِّیْ لَكُمْ

ٻه جوڙا ناهيا ف٥٣ مَن توهان ڌيان ڏيو. ف٥٤ پوءِ الله جي طرف ڀڄو ف٥٥ بيشڪ مان اُن جي طرف کان توهان جي اسطي کليو ڪلايو

مِّنْهُ نَذِیْرٌ مُّبِیْنٌ ﴿٥٠﴾ وَلَا تَجْعَلُوْا مَعَ اللّٰهِ اِلٰهًا اٰخَرَ ؕ اِنِّیْ لَكُمْ مِّنْهُ

ڊيڄاريندڙ آهيان ۽ الله سان گڏ ٻيو ڪي معبود نه ٺاهيو بيشڪ مان اُن جي طرف کان توهان لاءِ کليو ڪلايو ڊيڄاريندڙ آهيان

نَذِیْرٌ مُّبِیْنٌ ﴿٥١﴾ كَذٰلِكَ مَاۤ اَتَى الَّذِیْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ مِّنْ رَّسُوْلٍ اِلَّا

اهڙيءَ طرح ف٥٦ جڏهن انهن کان اڳين وٽ ڪو رسول تشريف وٺي آيو ته چيائون هي جادوگر آهي يا چريو

قَالُوْا سَاحِرٌ اَوْ مَجْنُوْنٌ ﴿٥٢﴾ اَتَوَاصَوْا بِهٖ ۚ بَلْ هُمْ قَوْمٌ طَاغُوْنَ ﴿٥٣﴾ فَتَوَلَّ

ڇا پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي اها ڳالهه ڪري مُئا آهن بلڪ اهي سرڪش ماڻهو آهن ف٥٧ پوءِ اي محبوب توهان انهن کان منهن ڦيرايو

عَنْهُمْ فَمَاۤ اَنْتَ بِمَلُوْمٍ ﴿٥٤﴾ وَّذَكِّرْ فَاِنَّ الذِّكْرٰى تَنْفَعُ الْمُؤْمِنِیْنَ ﴿٥٥﴾ وَ

توتي ڪو الزام نه آهي ف٥٨ ۽ سمجهاءِ جو سمجهاڻ مسلمانن کي فائدو ڏي ٿو ۽ مان جن انسان فقط انهيءَ لاءِ

مَا خَلَقْتُ الْجِنَّ وَالْاِنْسَ اِلَّا لِیَعْبُدُوْنِ ﴿٥٦﴾ مَاۤ اُرِیْدُ مِنْهُمْ مِّنْ رِّزْقٍ

پيدا ڪيا جو منهنجي بندگي ڪن ف٥٩. مان انهن کان ڪجهه رزق نٿو گهران ف٦٠ ۽ نه چاهيان ٿو جو اهي

وَّمَاۤ اُرِیْدُ اَنْ یُّطْعِمُوْنِ ﴿٥٧﴾ اِنَّ اللّٰهَ هُوَ الرَّزَّاقُ ذُو الْقُوَّةِ الْمَتِیْنُ ﴿٥٨﴾ فَاِنَّ

مون کي کارائن ف٦١ بيشڪ الله ئي وڏو رزق ڏيڻ وارو مضبوط قدرت وارو آهي. ف٦٢ بيشڪ انهن ظالمن

لِلَّذِیْنَ ظَلَمُوْا ذَنُوْبًا مِّثْلَ ذَنُوْبِ اَصْحٰبِهِمْ فَلَا یَسْتَعْجِلُوْنِ ﴿٥٩﴾ فَوَیْلٌ

جي واسطي ف٦٣ عذاب جو هڪ وارو آهي ف٦٤ جيئن انهن جي سائين جو هڪ وارو هو ف٦٥ پوءِ مون کان تڪڙ نه ڪن ف٦٦.

لِّلَّذِیْنَ كَفَرُوْا مِنْ یَّوْمِهِمُ الَّذِیْ یُوْعَدُوْنَ ﴿٦٠﴾

پوءِ ڪافرن جي اسطي ويل آهي سندن انهيءَ ڏينهن جنهن جو واعدو انهن سان ڪيو ٿو وڃي ف٦٧.

سُوْرَةُ الطُّوْرِ ٥٢ مَكِّیَّةٌ ٧٦ | بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِیْمِ | اٰیَاتُهَا ٤٩ رُكُوْعَاتُهَا ٢

سورة طور مڪي آهي ۾ اڻونجاهه: الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١ آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن

وَالطُّوْرِ ﴿١﴾ وَكِتٰبٍ مَّسْطُوْرٍ ﴿٢﴾ فِیْ رَقٍّ مَّنْشُوْرٍ ﴿٣﴾ وَّالْبَیْتِ الْمَعْمُوْرِ ﴿٤﴾

طور جو قسم. ف٢ ۽ ان لکت جو ف٣. جيڪو کليل دفتر ۾ لکيل آهي ۽ بيت معمور جو. ف٤

ف٥٢ ان کي ايتري جوڙ مين پنهنجي فضا سان گڏ ان جي اندر اهڙيءَ طرح اچي وڃي، جيئن هڪ ڪُشادي ميدان ۾ بال پيل هجي يا هيءَ معنيٰ آهي ته اسان پنهنجيءَ خلق تي رزق ڪشادو ڪرڻ وارا آهيون.

ف٥٣ مثلاً آسمان ۽ زمين، سج ۽ چنڊ، رات ۽ ڏينهن، خشڪي ۽ پاڻي گرمي ۽ سردي، جن ۽ انسان، روشني ۽ اونداهي، ڪفر ۽ ايمان، نيڪ بختي ۽ بدبختي، حق ۽ باطل، نر ۽ مادي.

ف٥٤ ۽ سمجهو ته انهن سڀني جوڙن جو پيدا ڪرڻ وارو فرد اڪيلو آهي، ان جو نه مثال آهي، نه شريڪ، نه ضد، نه ند، اهوئي عبادت جي لائق آهي.

ف٥٥ ان جي ما سواءِ کي ڇڏي ڪري ان جي عبادت اختيار ڪريو.

ف٥٦ جيئن جو انهن ڪافرن توهان جي تڪذيب ڪئي ۽ توهان کي ساحر ۽ مجنون چيو ۽ ايئن ئي.

ف٥٧ يعني اڳين ڪافرن پنهنجن پوين کي هيءَ ته وصيت نه ڪئي جو توهان نبين سڳورن جي تڪذيب ڪجو ۽ انهن جي شان ۾ هن نموني جون ڳالهيون ٺاهجو پر جڏهن ته سرڪشي ۽ نافرماني جي علت ٻنهي ۾ آهي، ان ڪري گمراهي ۾ هڪ ٻئي جي موافق رهيا.

ف٥٨ جو جو توهان رسالت جي تبليغ فرمائي ڇڏي ۽ دعوت ۽ ارشاد ۾ پوري ڪوشش صرف ڪري ڇڏي ۽ توهان پنهنجي ڪوشش ۾ ڪسر نه ڇڏي. شان نزول: جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي ته محبوب ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم جن غمگين ٿيا ۽ سندن صحابه ڪرام کي گهڻو رنج ٿيو جو جڏهن رسول محبوب عليه الصلوٰة والسلام جن کي منهن موڙڻ جو حڪم ٿي ويو ته پوءِ ها ئي وحي ڇو ايندو ۽ جڏهن نبيءَ، اُمت کي اتم طريقي سان تبليغ فرمائي ڇڏي ۽ امت سرڪشيءَ کان باز نه آئي ۽ رسول کي انهن کان منهن موڙڻ جو حڪم مِلي ويو ته پوءِ وقت اچي ويو جو انهن تي عذاب نازل ٿئي، ان تي اها آيت نازل ٿي، جيڪا هن آيت کان پوءِ آهي ۽ ان ۾ تسڪين ڏني وئي ته وحيءَ جو سلسلو منقطع نه ٿيو آهي. محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي نصيحت سعادتمندن جي لاءِ جاري رهندي. اهڙيءَ طرح ارشاد ٿيو.

ع ٣ ١٤ ٢

ف٥٩ ۽ منهنجي معرفت ٿئي.

ف٦٠ جو منهنجي ٻانهن کي روزي ڏين يا سڀني جي نه ته پوءِ پنهنجي ئي روزي پاڻ پيدا ڪن، رزاق مان آهيان ۽ سڀني جي روزيءَ جو مان ئي ڪفيل آهيان.



ف٦١ منهنجي خلق جي لاءِ. ف٦٢ سڀني کي اهوئي ڏئي ٿو ۽ اهوئي پالي ٿو. ف٦٣ جن محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي تڪذيب ڪري پنهنجين جانين تي ظلم ڪيو. ف٦٤ حصو آهي، نصيب آهي. ف٦٥ يعني گذريل امتن جي ڪافرن جي لاءِ، جيڪي نبين سڳورن جي تڪذيب ۾ انهن جا ساٿي هُئا، انهن جو عذاب ۽ هلاڪت ۾ حصو هو. ف٦٦ عذاب نازل ڪرڻ جي. ف٦٧ ۽ اهو قيامت جو ڏينهن آهي. ف١ سُورة طور مڪي آهي، هن ۾ ٻه رڪوع، اڻونجاهه آيتون، ٽي سؤ ٻارهن ڪلما ۽ هڪ هزار پنج سؤ حرف آهن. ف٢ يعني ان جبل جو قسم، جنهن تي الله تعالىٰ حضرت موسىٰ عليه السلام کي ڪلام جي شرف سان مُشرف فرمايو. ف٣ ان لکيل مان مُراد يا توريت آهي يا قرآن شريف يا لوح محفوظ يا اعمال لکندڙ ملائڪن جا دفتر. ف٤ بيت المعمور ستين آسمان ۾ عرش جي سامهون ڪعبه شريف جي بالڪل اڳيان آهي. هي آسمان وارن جو قبلو آهي، هر روز ستر هزار ملائڪ ان جي طواف ۽ نماز جي لاءِ حاضر ٿيندا آهن، وري ڪڏهن انهن کي موٽڻ جو موقعو نه ٿو ملي. هر روز نوان ستر هزار ملائڪ حاضر ٿيندا آهن. حديث شريف ۾ آهي ته معراج ۾ صحت سان ثابت ٿيل آهي ته محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن ستين آسمان ۾ بيت المعمور کي ملاحظه فرمايو.

وَالسَّقْفِ الْمَرْفُوْعِ ۝٥ وَالْبَحْرِ الْمَسْجُوْرِ ۝٦ اِنَّ عَذَابَ رَبِّكَ لَوَاقِعٌ ۝٧

۽ بلند ڇت ف٥ ۽ ٻاريل سمنڊ جو. ف٦ بيشڪ تنهنجي رب جو عذاب ضرور ٿي رهڻو آهي ف٧. ان کي

مَّا لَهٗ مِنْ دَافِعٍ ۝٨ يَّوْمَ تَمُوْرُ السَّمَآءُ مَوْرًا ۝٩ وَّتَسِيْرُ الْجِبَالُ سَيْرًا ۝١٠

ڪو به ٽارڻ وارو ڪونهي. جنهن ڏينهن آسمان ڦرڻ لڳندو ڦرڻ جو ف٨ ۽ جبل هلڻ لڳندا هلڻ جان ف٩.

فَوَيْلٌ يَّوْمَئِذٍ لِّلْمُكَذِّبِيْنَ ۝١١ الَّذِيْنَ هُمْ فِيْ خَوْضٍ يَّلْعَبُوْنَ ۝١٢

پوءِ اُن ڏينهن خرابي آهي ڪوڙو چوندڙن جي. ف١٠ اهي جيڪي شغل ف١١ ڪيڏي رهيا آهن.

يَوْمَ يُدَعُّوْنَ اِلٰى نَارِ جَهَنَّمَ دَعًّا ۝١٣ هٰذِهِ النَّارُ الَّتِيْ كُنْتُمْ بِهَا

جنهن ڏينهن جهنم جي طرف ڌڪا ڏيئي هڪليا ويندا. ف١٢ هيءَ آهي اها باهه جنهن کي توهان ڪوڙو چوندا

تُكَذِّبُوْنَ ۝١٤ اَفَسِحْرٌ هٰذَآ اَمْ اَنْتُمْ لَا تُبْصِرُوْنَ ۝١٥ اِصْلَوْهَا فَاصْبِرُوْٓا

هُئا. ف١٣ پوءِ ڇا هيءُ جادو آهي يا توهان کي ڏسڻ ۾ نٿو اچي. ف١٤ هاڻي هن ۾ وڃو ۽ صبر ڪريو يا

اَوْ لَا تَصْبِرُوْا ۚ سَوَآءٌ عَلَيْكُمْ ۭ اِنَّمَا تُجْزَوْنَ مَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ۝١٦

نه ڪريو، سڀ برابر توهان تي هڪجهڙو آهي ف١٥ توهان کي توهان جي عملن جو بدلو ڏنو وڃي ٿو. ف١٦

اِنَّ الْمُتَّقِيْنَ فِيْ جَنّٰتٍ وَّنَعِيْمٍ ۝١٧ فٰكِهِيْنَ بِمَآ اٰتٰىهُمْ رَبُّهُمْ ۚ

بيشڪ پرهيزگار باغن ۽ آرام ۾ آهن. پنهنجي رب جي ڏني تي خوش خورم ف١٧ ۽ انهن کي سندن

وَوَقٰىهُمْ رَبُّهُمْ عَذَابَ الْجَحِيْمِ ۝١٨ كُلُوْا وَاشْرَبُوْا هَنِيْٓـئًۢا بِمَا كُنْتُمْ

رب باهه جي عذاب کان بچائي ورتو. ف١٨ کائو ۽ پيئو خوشگواري سان پنهنجي عملن جي انعام طور

تَعْمَلُوْنَ ۝١٩ مُتَّكِـِٕيْنَ عَلٰى سُرُرٍ مَّصْفُوْفَةٍ ۚ وَزَوَّجْنٰهُمْ بِحُوْرٍ عِيْنٍ ۝٢٠

ف١٩. تختن تي ٽيڪ لڳايو جيڪي قطار ۾ لڳل هوندا ۽ اسان انهن کي پرڻائي ڇڏينداسين وڏين اکين وارين حورن سان.

وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَاتَّبَعَتْهُمْ ذُرِّيَّتُهُمْ بِاِيْمَانٍ اَلْحَقْنَا بِهِمْ ذُرِّيَّتَهُمْ

۽ جن ايمان آندو ۽ سندن اولاد ايمان سان گڏ انهن جي پيروي ڪئي، اسان انهن جي اولاد انهن سان ملائي ڇڏي

وَمَآ اَلَتْنٰهُمْ مِّنْ عَمَلِهِمْ مِّنْ شَيْءٍ ۭ كُلُّ امْرِئٍۢ بِمَا كَسَبَ رَهِيْنٌ ۝٢١

ف٢٠ ۽ سندن عملن ۾ ڪا به گهٽتائي نه ڪئي ف٢١ هر ڪو ماڻهو پنهنجي عمل ۾ گرفتار آهي ف٢٢

وَاَمْدَدْنٰهُمْ بِفَاكِهَةٍ وَّلَحْمٍ مِّمَّا يَشْتَهُوْنَ ۝٢٢ يَتَنَازَعُوْنَ فِيْهَا كَاْسًا

۽ اسان انهن جي مدد فرمائي ميوي ۽ گوشت سان جيڪي گهرن ف٢٣. هڪ ٻئي کان وٺن ٿا پيالا جن ۾ نه ته

وقف لازم



ف٥ هن مان مُراد آسمان آهي، جيڪو زمين جي لاءِ ڇت جي منزل جي برابر آهي يا عرش جيڪو جنت جي ڇت آهي. (قرطبي عن ابن عباس).

ف٦ روايت ٿيل آهي ته الله تعالیٰ قيامت جي ڏينهن سڀني سمنڊن کي باهه ڪندو، جهنم جي باهه ۾ اچي زيادتي ٿي ويندي (خازن).

ف٧ جنهن جو ڪافرن کي واعدو ڏنو ويو آهي.

ف٨ چڪيءَ وانگر ڦرندا ۽ اهڙي طرح حرڪت ۾ ايندا جو انهن جا جزا مختلف ۽ منتشر ٿي ويندا.

ف٩ جيئن غبار هوا ۾ اڏرندو آهي. هي ڏينهن قيامت جو ڏينهن هوندو.

ف١٠ جيڪي رسولن کي ڪوڙو چوندا هُئا.

ف١١ ڪُفر ۽ باطل جي.

ف١٢ ۽ جهنم جو خازن ڪافرن جا هٿ ڪنڌن سان ۽ پير پيشانين سان ملائي ڪري ٻڌندو ۽ انهن کي مُنهن ڀر جهنم ۾ ڇڪيندو ۽ انهن کي چيو ويندو.

ف١٣ دُنيا ۾.

ف١٤ هي انهن کي هن ڪري چيو ويندو جو اهي دُنيا ۾ سيد عالم محبوب ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي طرف جادوءَ جي نسبت ڪندا هُئا ۽ چوندا هُئا ته اسان جي نظر بندي ڪئي اٿس.

ف١٥ نه ڪاڏي ڀڄي سگهو ٿا، نه عذاب کان بچي سگهو ٿا ۽ هميشه عذاب.

ف١٦ دنيا ۾ ڪفر ۽ تڪذيب.

ف١٧ ان جي عطا ۽ نعمت، خير ۽ ڪرامت تي.

ف١٨ ۽ انهن کي چيو ويندو.

ف١٩ جيڪي توهان دنيا ۾ ڪيا، جو ايمان آندو ۽ خدا ۽ رسول جي طاعت اختيار ڪيو.

ف٢٠ جنت ۾، جيتوڻيڪ ابن ڏاڏن جا درجا بلند هجن، تڏهن به انهن جي خوشي جي لاءِ سندن اولاد ساڻن ملائي ويندي ۽ الله تعالیٰ پنهنجي ڪرم ۽ فضل سان ان اولاد کي به اهي درجا عطا فرمائيندو. ف٢١ ڪين سندن عملن جو پورو ثواب ڏنوسون ۽ اولاد جا درجا پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان بلند ڪيا. ف٢٢ يعني هر ڪافر پنهنجي ڪُفري عمل ۾ دوزخ جي اندر گرفتار آهي (خازن). ف٢٣ يعني جنتين کي اسان پنهنجي حسن سان هر گهڙي نعمتون عطا فرمايون.

لَّا لَغْوٌ فِيهَا وَلَا تَأْثِيمٌ ﴿٢٣﴾ وَيَطُوفُ عَلَيْهِمْ غِلْمَانٌ لَّهُمْ كَأَنَّهُمْ لُؤْلُؤٌ

بيهودگي آهي ۽ نہ گنهگار ٿيڻ. ۲۴ ۽ انهن جا خدمتگار ڇوڪرا انهن جي چوڌاري ڦرندا ۲۵ ڄڻ تہ اهي موتي آهن لڪايل

مَّكْنُونٌ ﴿٢٤﴾ وَأَقْبَلَ بَعْضُهُمْ عَلَىٰ بَعْضٍ يَتَسَاءَلُونَ ﴿٢٥﴾ قَالُوا إِنَّا كُنَّا

رکيل ۲۶. ۽ انهن مان هڪڙو ٻئي طرف متوجہ ٿيو پڇندي ۲۷. چيائون بيشڪ اسان هن کان اڳي

قَبْلُ فِي أَهْلِنَا مُشْفِقِينَ ﴿٢٦﴾ فَمَنَّ اللَّهُ عَلَيْنَا وَوَقَانَا عَذَابَ السَّمُومِ ﴿٢٧﴾

پنهنجي گهرن ۾ ڊڄندا هئاسي ۲۸. پوءِ الله اسان تي احسان ڪيو ۲۹ ۽ اسان کي ساڙيندڙ عذاب کان بچايائين ۳۰ ۽ ٿائين.

إِنَّا كُنَّا مِن قَبْلُ نَدْعُوهُ ۖ إِنَّهُ هُوَ الْبَرُّ الرَّحِيمُ ﴿٢٨﴾ فَذَكِّرْ فَمَا أَنتَ بِنِعْمَتِ

بيشڪ اسان پنهنجي پهرين زندگي ۾ ۳۱ ان جي عبادت ڪئي. بيشڪ اهو ئي احسان فرمائيندڙ مهربان آهي. پوءِ اي محبوب! تون نصيحت فرماءِ ۳۲

رَبِّكَ بِكَاهِنٍ وَلَا مَجْنُونٍ ﴿٢٩﴾ أَمْ يَقُولُونَ شَاعِرٌ نَّتَرَبَّصُ بِهِ رَيْبَ

جو تون پنهنجي رب جي مهرباني سان نہ تہ ڪاهن آهين نہ مجنون. يا چون ٿا ۳۳ اهي شاعر آهي اسان انتظار ڪري رهيا آهيون ان تي زماني جي حادثن جو

الْمَنُونِ ﴿٣٠﴾ قُلْ تَرَبَّصُوا فَإِنِّي مَعَكُم مِّنَ الْمُتَرَبِّصِينَ ﴿٣١﴾ أَمْ تَأْمُرُهُمْ

۳۴. تون فرماءِ انتظار ڪندا رهو ۳۵ مان بہ توهان جو انتظار ڪري رهيو آهيان ۳۶ ڇا انهن جو عقل انهن کي

أَحْلَامُهُم بِهَٰذَا ۚ أَمْ هُمْ قَوْمٌ طَاغُونَ ﴿٣٢﴾ أَمْ يَقُولُونَ تَقَوَّلَهُ ۚ بَل لَّا

اهو ئي ٻڌائي ٿو ۳۷ يا اهي سرڪش ماڻهو آهن ۳۸ يا چون ٿا انهيءَ ۳۹ هن قرآن کي ناهيو آهي بلڪ اهي

يُؤْمِنُونَ ﴿٣٣﴾ فَلْيَأْتُوا بِحَدِيثٍ مِّثْلِهِ إِن كَانُوا صَادِقِينَ ﴿٣٤﴾ أَمْ

ايمان نہ ٿا رکن ۴۰. پوءِ ان جهڙي هڪ ڳالهہ تہ پيش ڪن ۴۱ جيڪڏهن سچا آهن. ڇا اهي ڪنهن اصل مان

خُلِقُوا مِنْ غَيْرِ شَيْءٍ أَمْ هُمُ الْخَالِقُونَ ﴿٣٥﴾ أَمْ خَلَقُوا السَّمَاوَاتِ

خلقيا نہ ويا آهن ۴۲ يا اهي خلق ڪرڻ وارا آهن ۴۳ يا آسمان ۽ زمين انهن پيدا ڪيا

وَالْأَرْضَ ۚ بَل لَّا يُوقِنُونَ ﴿٣٦﴾ أَمْ عِندَهُمْ خَزَائِنُ رَبِّكَ أَمْ هُمُ

۴۴ بلڪ انهن کي يقين نہ آهي. ۴۵ يا انهن وٽ تنهنجي رب جا خزانا آهن ۴۶ يا اهي

الْمُصَيْطِرُونَ ﴿٣٧﴾ أَمْ لَهُمْ سُلَّمٌ يَسْتَمِعُونَ فِيهِ ۖ فَلْيَأْتِ مُسْتَمِعُهُم

خود مختيار آهن ۴۷. يا انهن وٽ ڪا ڏاڪڻ آهي ۴۸ جنهن تي چڙهي ٻڌي وٺن ٿا ۴۹ پوءِ جڳائي تہ انهن جو ٻڌندڙ

بِسُلْطَانٍ مُّبِينٍ ﴿٣٨﴾ أَمْ لَهُ الْبَنَاتُ وَلَكُمُ الْبَنُونَ ﴿٣٩﴾ أَمْ تَسْأَلُهُمْ أَجْرًا

ڪو روشن دليل آڻي. ڇا ان کي ڌيئرون ۽ توهان جي واسطي پٽ ۵۰. يا تون انهن کان ڪا اجرت گهرين ٿو

منزل ٧

۲۴ جيئن تہ دنيا جي شراب ۾ قسم قسم جا فساد هئا ڇو تہ جنت جي شراب جي پيئڻ سان نہ عقل زائل ٿئي ٿو، نہ عادتون خراب ٿين ٿيون ۽ نہ پيئڻ وارو اجايو بڪي ٿو ۽ نہ گنهگار ٿئي ٿو.

۲۵ خدمت جي لاءِ ۽ انهن جي حسن و صفاءِ ۽ پاڪائي جو اهو عالم آهي.

۲۶ جن کي ڪوهت ئي نہ لڳو. حضرت عبدالله بن عمر رضي الله تعالى عنهما فرمايو تہ ڪنهن جنتي وٽ خدمت ۾ ڊوڙڻ وارا غلام هزار کان گهٽ نہ هوندا ۽ هر غلام جدا جدا خدمت تي مقرر رهندو.

۲۷ يعني جنتي جنت ۾ هڪ ٻئي کان معلوم ڪندا تہ دنيا ۾ ڪهڙي حال ۾ هئا ۽ ڪهڙو عمل ڪندا هئا ۽ اهو معلوم ڪرڻ نعمت الاهي جي اعتراف جي لاءِ هوندو.



۲۸ الله تعالى خوف کان ۽ ان انديشي کان تہ نفس ۽ شيطان ايمان جي خلل جو باعث نہ ٿين ۽ نيڪين جي روڪجي وڃڻ ۽ برائين تي پڪڙ ڪرڻ جو بہ انديشو هو.

۲۹ رحمت ۽ مغفرت فرمائي ڪري.

۳۰ يعني جهنم جي باهہ جي عذاب کان، جيڪو جسمن ۾ داخل ٿيڻ جي سبب کان سموم جي نالي سان موسوم ڪيو ويو.

۳۱ يعني دنيا ۾ اخلاص سان صرف.

۳۲ مڪي جي ڪافرن کي ۽ انهن جي ڪاهن ۽ مجنون چوڻ جي سبب کان توهان نصيحت کان باز نہ رهو ۽ هن ڪري.

۳۳ هي مڪي جا ڪافر توهان جي شان ۾.

۳۴ تہ جيئن ڪانئن پهرين شاعر مري ويا ۽ انهن جا ترلا ٽٽي ويا اهوئي حال سندن آهي (معاذالله) ۽ اهي ڪافر هي بہ چوندا هئا تہ سندن والد جو موت جواني ۾ ٿيو آهي ۽ سندن موت بہ ايئن ئي ٿيندو. الله تعالى پنهنجي حبيب کي فرمائي ٿو.

۳۵ منهنجي موت جو.

۳۶ جو توهان تي عذاب الاهي اچي ۽ اهڙي طرح اهو ٿيو ۽ اهي ڪافر بدر ۾ قتل ۽ قيد جي عذاب ۾ گرفتار ڪيا ويا.

۳۷ جيڪي اهي حضور جن جي شان ۾ چون ٿا شاعر، ساحر، ڪاهن مجنون، ايئن چوڻ بالڪل عقل جي خلاف آهي ۽ عجب جهڙي ڳالهہ هي جو مجنون بہ چوندا وڃن ۽ شاعر، ساحر ۽ ڪاهن بہ ۽ وري پنهنجي عاقل هجڻ جي دعوىٰ.

۳۸ جو بغض ۾ ان حد تائين رهيا آهن ۽ ڪفر ۽ سرڪشي ۾ حد کان لنگهي ويا. ۳۹ يعني سيد عالم محبوب ڪريم صلى الله تعالى عليه وآله وسلم جن پنهنجي دل سان. ۴۰ ۽ دشمني ۽ نفس جي خباثت کان اهڙو طعن ڪن ٿا. الله تعالى انهن تي حجت قائم فرمائي ٿو تہ جيڪڏهن انهن جي خيال ۾ قرآن ڪريم جهڙو ڪلام ڪو انسان ٺاهي سگهي ٿو. ۴۱ جيڪا حسن وخوبي ۽ فصاحت وبلاغت ۾ ان جي مثل هجي. ۴۲ يعني ڇا اهي ماءُ پيءُ مان پيدا نہ ٿيا ۽ جماد بي عقل آهن جن تي حجت نہ ڪئي ويندي، ايئن نہ آهي يا اهي معنىٰ آهي تہ ڇا اهي نطفي مان پيدا نہ ٿيا ۽ ڇا انهن کي خدا پاڪ نہ پيدا ڪيو. ۴۳ جو انهن پنهنجو پاڻ کي پاڻ ئي بنائي ورتو هجي. هي بہ محال آهي تہ پوءِ ضرور کين اقرار ڪرڻو هوندو تہ کين الله تعالى پيدا ڪيو پوءِ ڪهڙو سبب آهي جو اهي ان جي عبادت نہ ٿا ڪن ۽ بتن کي پوڄن ٿا. ۴۴ هي بہ نہ آهي ۽ الله تعالى کان سواءِ آسمان ۽ زمين پيدا ڪرڻ جي ڪو قدرت نہ ٿو رکي پوءِ ڇو ان جي عبادت نہ ٿا ڪن. ۴۵ الله تعالى جي توحيد ۽ ان جي قدرت ۽ خالقيت جو. جيڪڏهن ان جو يقين هجي ها تہ ضرور ان جي محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالى عليه وآله وسلم جن تي ايمان آڻن ها. ۴۶ نبوت ۽ رزق وغيره جا تہ انهن کي اختيار هجي جتي چاهن خرچ ڪن ۽ جنهن کي چاهن، ڏين. ۴۷ خود مختار جيڪو چاهن ڪن ڪو پڇڻ وارو نہ هجي. ۴۸ آسمان جي طرف لڳل. ۴۹ ۽ انهن کي معلوم ٿي وڃي ٿو تہ ڪير پهريائين هلاڪ ٿيندو ۽ ڪنهن جي فتح ٿيندي، جيڪڏهن انهن کي ان جي دعوىٰ هجي. ۵۰ هي انهن جي سفاهت ۽ بيوقوفي جو بيان آهي، جو پنهنجي لاءِ تہ پٽ پسند ڪن ٿا ۽ الله تعالى جي طرف ڌيئرن جي نسبت ڪن ٿا جن کي برو ڄاڻن ٿا.
۵۱ دين جي تعليم تي.

فَهُمْ مِّنْ مَّغْرَمٍ مُّثْقَلُوْنَ ﴿۴۰﴾ اَمْ عِنْدَهُمُ الْغَيْبُ فَهُمْ يَكْتُبُوْنَ ﴿۴۱﴾ اَمْ يُرِيْدُوْنَ

پوءِ اهي چٽيءَ جي بوجهه ۾ دٻيل آهن ف۵۲ يا انهن وٽ غيب آهي جنهن سان اهي فيصلو ڪن ٿا ف۵۳. يا

كَيْدًا ؕ فَالَّذِيْنَ كَفَرُوْا هُمُ الْمَكِيْدُوْنَ ﴿۴۲﴾ اَمْ لَهُمْ اِلٰهٌ غَيْرُ اللّٰهِ ؕ سُبْحٰنَ

ڪنهن سازش جو ارادو ۾ آهن ف۵۴ پوءِ سازش ته ڪافرن تي ئي پوندي آهي ف۵۵. يا الله کان سواءِ

اللّٰهِ عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ﴿۴۳﴾ وَاِنْ يَّرَوْا كِسْفًا مِّنَ السَّمَآءِ سَاقِطًا يَّقُوْلُوْا

انهن جو ڪو ٻيو خدا آهي ف۵۶ الله جي پاڪائي آهي انهن جي شرڪ کان. ۽ جيڪڏهن آسمان کان ڪو ٽڪرو ڪرندي ڏسن

سَحَابٌ مَّرْكُوْمٌ ﴿۴۴﴾ فَذَرْهُمْ حَتّٰى يُلٰقُوْا يَوْمَهُمُ الَّذِيْ فِيْهِ يُصْعَقُوْنَ ﴿۴۵﴾

ته چوندا اهي ته ته بہ ته ڪڪر آهي ف۵۷. پوءِ تون انهن کي ڇڏي ڏي ايستائين جو اهي پنهنجي انهي ڏينهن کي ڏسن

يَوْمَ لَا يُغْنِيْ عَنْهُمْ كَيْدُهُمْ شَيْئًا وَّلَا هُمْ يُنْصَرُوْنَ ﴿۴۶﴾ ؕ وَاِنَّ

جنهن ۾ بيهوش هوندا ف۵۸. جنهن ڏينهن انهن جي ڪا بہ سازش ڪين ڪو فائدو نہ ڏيندي ۽ نہ انهن جي

لِلَّذِيْنَ ظَلَمُوْا عَذَابًا دُوْنَ ذٰلِكَ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَهُمْ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿۴۷﴾

مدد ٿيندي ف۵۹ ۽ بيشڪ ظالمن جي واسطي ان کان اڳ ۾ ٻيو عذاب آهي ف۶۰ مگر انهن مان گهڻن کي ڄاڻ

وَاصْبِرْ لِحُكْمِ رَبِّكَ فَاِنَّكَ بِاَعْيُنِنَا وَسَبِّحْ بِحَمْدِ رَبِّكَ حِيْنَ

نہ آهي ف۶۱ ۽ اي محبوب تون پنهنجي رب جي حڪم تي قائم رهہ ف۶۲ بيشڪ تون اسان جي حفاظت ۾ آهين ف۶۳ پنهنجي رب جي تعريف ڪندي

تَقُوْمُ ﴿۴۸﴾ وَمِنَ الَّيْلِ فَسَبِّحْهُ وَاِدْبَارَ النُّجُوْمِ ﴿۴۹﴾

پاڪائي بيان ڪر پنهنجي اٿڻ جي وقت ف۶۴ ۽ رات جي ڪجهه حصي ۾ انجي پاڪائي بيان ڪر ۽ تارن جي پٺتي ڏيڻ جي وقت بہ ف۶۵

سُوْرَةُ النَّجْمِ ۵۳ مَكِّيَّةٌ ۲۳ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ — اٰيَاتُهَا ۶۲ — رُكُوْعَاتُهَا ۳

سورة نجم مڪي آهي ف۱ ان ۾ الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف۱ ٻاهٺ آيتون ۽ ٽي رڪوع آهن.

وَالنَّجْمِ اِذَا هَوٰى ﴿۱﴾ مَا ضَلَّ صَاحِبُكُمْ وَمَا غَوٰى ﴿۲﴾ وَمَا يَنْطِقُ عَنِ

ان چمڪندڙ تاري (محبوب محمد) جو قسم جڏهن اهو (معراج) کان لٿو ف۲ توهان جو ساٿي نہ ڀليو نہ ئي ٿيڙو ٿيو ف۳ ۽ ڪا بہ ڳالهہ پنهنجي خواهش سان نٿو ڪري

الْهَوٰى ﴿۳﴾ ؕ اِنْ هُوَ اِلَّا وَحْيٌ يُّوْحٰى ﴿۴﴾ عَلَّمَهٗ شَدِيْدُ الْقُوٰى ﴿۵﴾ ذُوْ مِرَّةٍ ؕ

اهو تہ نہ آهي مگر وحي جيڪا کيس موڪلي وڃي ٿي ف۴ ان کي ف۵ سيکاريو ف۶ سخت قوت واري طاقتور ڪ پوءِ ان جلوي قصد فرمايو

فَاسْتَوٰى ﴿۶﴾ وَهُوَ بِالْاُفُقِ الْاَعْلٰى ﴿۷﴾ ؕ ثُمَّ دَنَا فَتَدَلّٰى ﴿۸﴾ فَكَانَ قَابَ

ف۸ ۽ اهو مٿين آسمان جي بلند ڪناري تي هو ف۹ پوءِ اهو جلوو ويجهو ٿيو ف۱۰ پوءِ خوب ويجهو ٿيو ف۱۱ پوءِ ان جلوي ۽ ان محبوب ۾

منزل ۷

ف۵۲ ۽ چٽيءَ جي بار جي سبب اسلام نہ ٿا آڻين. هي بہ تہ نہ آهي، پوءِ اسلام آڻڻ ۾ انهن کي ڪهڙو عذر آهي؟ ف۵۳ نہ مرڻ کان پوءِ نہ اٿندا ۽ اٿيا بہ تہ نہ عذاب ڪيا ويندا! اها ڳالهہ بہ نہ آهي ف۵۴ دارالندوه ۾ گڏ ٿي ڪري الله تعالیٰ جي نبي هادي برحق محبوب سيد الڪونين صلی الله تعالیٰ عليہ واٰلہٖ وسلم جن جي نقصان ۽ قتل جا مشورا ڪن ٿا. ف۵۵ سندن مڪر ۽ فريب جو وبال مٿن پوند وارڙي طرح ايئن ئي ٿيو الله تعالیٰ پنهنجي محبوب نبي ڪريم صلی الله تعالیٰ عليہ واٰلہٖ وسلم جن کي انهن جي مڪر کان محفوظ رکيو ۽ انهن کي بدر ۾ هلاڪ ڪيائين. ف۵۶ جيڪو انهن کي روزي ڏئي ۽ عذاب الاهي کان بچائي سگهي. ف۵۷ هي جواب آهي ڪافرن جي ان مقولي جو، جيڪو چوندا هئا تہ آسمان جو ڪو ٽڪرو اسان تي ڪيرائي عذاب ڪريو. الله تعالیٰ انهي جي جواب ۾ فرمائي ٿو تہ انهن جو ڪفر ۽ بغض ان حد تي پهچي ويو آهي جو جيڪڏهن مٿن ايئن ئي ڪيو وڃي جو آسمان جو ڪو ٽڪرو ڪيرايو وڃي ۽ آسمان کان ان کي ڪرندي ڏسن، تڏهن بہ ڪفر کان باز نہ اچن ۽ بغض کان هي ئي چون تہ هي تہ ڪڪر آهي، ان مان اسان سيراب ٿيندا اسون. ف۵۸ مراد هن مان پهرين ڦوڪ جو ڏينهن آهي. ف۵۹ مطلب تہ ڪنهن بہ طرح آخرت جي عذاب کان بچي نہ سگهندا. ف۶۰ سندن ڪفر جي سبب آخرت جي عذاب کان اڳ ۽ اهو عذاب يا تہ بدر ۾ قتل ٿيڻ آهي يا ڏڪر جي ست ساله مصيبت يا قبر جو عذاب. ف۶۱ جو اهي عذاب ۾ مبتلا ٿيڻ وارا آهن. ف۶۲ ۽ جيڪا مهلت انهن کي ڏني وئي آهي ان تي تنگ دل نہ ٿيو. ف۶۳ تو هان کي اهي ڪجهہ نقصان نہ ٿا پهچائي سگهن. ف۶۴ نماز جي لاءِ، هن مان تڪبير اولیٰ کان پوءِ سُبْحٰنَكَ اللّٰهُمَّ پڙهڻ مراد آهي يا هي معنیٰ آهي تہ جڏهن سمهي ڪري اٿو تہ الله تعالیٰ جو حمد ۽ تسبيح ڪندا ڪريو يا هي معنیٰ آهي تہ هر مجلس مان اٿندي وقت حمد ۽ تسبيح پڙهندا ڪريو. ف۶۵ يعني تارن جي لڪڻ کان پوءِ مراد هي آهي تہ انهن وقتن ۾ الله تعالیٰ جي تسبيح ۽ حمد ڪريو. ڪن مفسرن فرمايو تہ تسبيح مان مراد نماز آهي.

ع ۲/۲۱ ۴

ف۱ سورة النجم مڪي آهي، هن ۾ ٽي رڪوع، ٻاهٺ آيتون، ٽي سؤ ست ڪلما ۽ هڪ هزار چار سؤ پنج حرف آهن. هي اها پهرين سورت آهي، جنهن جو محبوب رسول ڪريم صلی الله تعالیٰ عليہ واٰلہٖ وسلم جن اعلان فرمايو ۽ حرم شريف ۾ مشرڪن جي سامهون پڙهي. ف۲ نجم جي تفسير ۾ مفسرن جا گهڻا ئي قول آهن: ڪن ثريا* ڪيترا تارا آهن، پر نجم جو اطلاق انهن عربن جي عادت آهي. ڪن نجم مان جنس نجوم مراد ورتي آهي. ڪن اهي ٻوٽا مراد ورتا آهن، جيڪي ساق (ٿڙ) نہ ٿا رکن، زمين تي پکڙجن ٿا. ڪن نجم مان قرآن پاڪ مراد ورتو آهي، پر سڀني کان لذيذ تفسير اهو آهي، جيڪو حضرت قدس سرهٗ اختيار فرمايو تہ نجم مان مراد محبوب جي ذات گرامي، هادي برحق سيد الانبياء محبوب محمد مصطفیٰ صلی الله تعالیٰ عليہ واٰلہٖ وسلم آهي (خازن). ف۳ صَاحِبُكُمْ مان مراد محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليہ واٰلہٖ وسلم جن آهن. معنیٰ هي آهي تہ حضور پرنور محبوب عليہ الصلوٰة والسلام جن ڪڏهن حق ۽ هدايت جي طريقي کان منهن موڙيو. هميشه پنهنجي رب جي توحيد ۽ عبادت ۾ رهيا، سندن دامن عصمت تي ڪڏهن ڪنهن مڪروه امر جي دز نہ آئي ۽ بي راهہ نہ هلڻ مان مراد هي آهي تہ حضور محبوب سائين جن سدا ئي رشد وهدايت جي اعلیٰ منزل تي متمڪن رهيا، فاسد اعتقاد جو شبهو بہ ڪڏهن سندن حاشيہ بساط تائين نہ پهچي سگهيو. ف۴ هي پهرين جملي جو دليل آهي تہ حضور محبوب سائين جن جو ٿيڪڻ ۽ بي راهہ هلڻ ممڪن ۽ متصور ئي نہ آهي، ڇو تہ پاڻ پنهنجي خواهش کان ڪا ڳالهہ فرمائن ئي نہ ٿا، جيڪو فرمائن ٿا، وحي الاهي ٿئي ٿو ۽ هن ۾ محبوب حضور جن جي خُلقِ عظيم ۽ سندن اعلیٰ منزلت جو بيان آهي. نفس جو سڀني کان اعلیٰ مرتبو هي آهي تہ اهو پنهنجي خواهش ڇڏي ڏئي (ڪبير) ۽ هن ۾ هي بہ ارشاد آهي تہ محبوب نبي عليہ الصلوٰة والسلام جن الله تعالیٰ جي ذات، صفات ۽ افعال ۾ فنا جي ان اعلیٰ مقام تي پهتا جو پنهنجو ڪجهہ باقي نہ رهيو. رباني تجلي جو هي غلبو حاصل ڪرڻ پوءِ تيرہ جيڪو ڪجهہ فرمائن ٿا، سو وحي الاهي ٿئي ٿو (روح البيان). ف۵ يعني محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليہ واٰلہٖ وسلم جن کي. ف۶ جيڪو ڪجهہ الله تعالیٰ سندن طرف وحي فرمايو ۽ هن تعليم مان مراد دل مبارڪ تائين پهچائڻ آهي. ف۷ ڪي مفسرين هن طرف ويا آهن تہ سخت قوتن واري طاقتور مان مراد حضرت جبرئيل آهن ۽ سيکارڻ مان مراد تعليم الاهي يعني وحي جو پهچائڻ آهي. حضرت حسن بصري رضي الله تعالیٰ عنه فرمايو تہ شَدِيْدُ الْقُوٰى ذُوْ مِرَّةٍ مان مراد الله تعالیٰ آهي، ان پنهنجي ذات کي انهي وصف سان بيان فرمايو، معنیٰ هي آهي تہ محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليہ واٰلہٖ وسلم جن کي.

* ثريا مراد ورتو آهي، جيئن تہ

قَوْسَيْنِ اَوْ اَدْنٰى ۚ﴿٩﴾ فَاَوْحٰۤى اِلٰى عَبْدِهٖ مَاۤ اَوْحٰى ؕ﴿١٠﴾ مَا كَذَبَ الْفُؤَادُ

بن هٿن جو فاصلو رهيو بلڪ ان کان به گهٽ. وف١٢ پوءِ وحي فرمايائين پنهنجي ٻانهي ڏي طرف جيڪي وحي فرمايائين. وف١٣ دل ڪوڙ نه چيو انهي کي جو ڏٺائين

مَا رَاٰى ﴿١١﴾ اَفَتُمٰرُوْنَهٗ عَلٰى مَا يَرٰى ﴿١٢﴾ وَلَقَدْ رَاٰهُ نَزْلَةً اُخْرٰى ۙ﴿١٣﴾

وف١٤. پوءِ ڇا توهان ان سان جهڳڙو ڪيو ٿا ان جي ڏٺل تي. وف١٥ ۽ ان نه اهو جلوو ٻه ڀيرا ڏٺو. وف١٦

عِنْدَ سِدْرَةِ الْمُنْتَهٰى ﴿١٤﴾ عِنْدَهَا جَنَّةُ الْمَاْوٰى ؕ﴿١٥﴾ اِذْ يَغْشَى

سدرة المنتهىٰ وٽ. وف١٧ جتي جنت الماوىٰ آهي. جڏهن سدره (ٻير) کي ڍڪي رهيو هو جو

السِّدْرَةَ مَا يَغْشٰى ۙ﴿١٦﴾ مَا زَاغَ الْبَصَرُ وَمَا طَغٰى ﴿١٧﴾ لَقَدْ رَاٰى مِنْ

ڪجهه ڍڪي رهيو هو وف١٨ نه اک ڪنهن طرف ڦري نه حد کان لنگهي وف١٩ بيشڪ پنهنجي رب جون نهايت وڏيون

اٰيٰتِ رَبِّهِ الْكُبْرٰى ﴿١٨﴾ اَفَرَءَيْتُمُ اللّٰتَ وَالْعُزّٰى ۙ﴿١٩﴾ وَمَنٰوةَ الثَّالِثَةَ

نشانيون ڏٺائين وف٢٠ پوءِ ڇا توهان ڏٺو لات ۽ عزات ۽ اُن ٽين منات کي

الْاُخْرٰى ﴿٢٠﴾ اَلَكُمُ الذَّكَرُ وَلَهُ الْاُنْثٰى ﴿٢١﴾ تِلْكَ اِذًا قِسْمَةٌ ضِيْزٰى ﴿٢٢﴾

وف٢١. ڇا توهان جي واسطي پٽ ۽ ان کي ڌيئرون وف٢٢ جڏهن ته اها ڏاڍي خراب ورهاست آهي. وف٢٣

اِنْ هِيَ اِلَّاۤ اَسْمَآءٌ سَمَّيْتُمُوْهَاۤ اَنْتُمْ وَاٰبَآؤُكُمْ مَّاۤ اَنْزَلَ اللّٰهُ

اهي ته نه آهن مگر ڪجهه نالا ۽ جيڪي توهان ۽ توهان جي ابن ڏاڏن رکي ڇڏيا آهن. الله انهن بابت

بِهَا مِنْ سُلْطٰنٍ ؕ اِنْ يَّتَّبِعُوْنَ اِلَّا الظَّنَّ وَمَا تَهْوَى الْاَنْفُسُ ۚ

ڪا به سند نه لاٿي آهي اُهي ته فقط گمان ۽ نفس جي سڌن جي پٺيان آهن وف٢٥

وَلَقَدْ جَآءَهُمْ مِّنْ رَّبِّهِمُ الْهُدٰى ؕ﴿٢٣﴾ اَمْ لِلْاِنْسَانِ مَا تَمَنّٰى ۖ﴿٢٤﴾

حالانڪ بلا شبه انهن وٽ سندن رب جي طرف کان هدايت آئي وف٢٦ ڇا انسان کي ملي ويندو جيڪو هو خيال ڪجائي ٿو. وف٢٧

فَلِلّٰهِ الْاٰخِرَةُ وَالْاُوْلٰى ۠﴿٢٥﴾ وَكَمْ مِّنْ مَّلَكٍ فِى السَّمٰوٰتِ لَا تُغْنِيْ

پوءِ آخرت ۽ دنيا سڀ جو مالڪ الله ئي آهي وف٢٨ ۽ ڪيترائي ملائڪ آهن آسمانن ۾ جو انهن جي سفارش ڪو به فائدو

شَفَاعَتُهُمْ شَيْـًٔا اِلَّا مِنْۢ بَعْدِ اَنْ يَّاْذَنَ اللّٰهُ لِمَنْ يَّشَآءُ وَيَرْضٰى ﴿٢٦﴾

نه ڏينديي مگر الله جي اجازت بعد جنهن جي واسطي گهري ۽ پسند فرمائي وف٢٩.

اِنَّ الَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ بِالْاٰخِرَةِ لَيُسَمُّوْنَ الْمَلٰٓئِكَةَ تَسْمِيَةَ الْاُنْثٰى ﴿٢٧﴾

بيشڪ اهي جيڪي آخرت تي ايمان نه ٿا رکن وف٣٠ ملائڪن جا نالا عورتن جهڙا رکن ٿا. وف٣١

ع ٢٥ ٥

الله تعالىٰ بنا واسطي جي تعليم ڏني آهي (روح البيان). وف٨ عام مفسرن فاستوىٰ جو فاعل ٻه حضرت جبرئيل امين کي قرار ڏنو آهي ۽ هي معنىٰ ورتي آهي ته حضرت جبرئيل امين پنهنجي اصل صورت تي قائم ٿيو ۽ ان جو سبب هي آهي ته محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه و سلم جن ان کي سندس اصلي صورت ۾ ڏسڻ جي خواهش ظاهر فرمائي هئي. پوءِ حضرت جبريل مشرق جي طرف کان حضور محبوب سائين جن جي اڳيان ظاهر ٿيو ۽ سندس وجود سان مشرق ۽ مغرب ڍڪجي وياءِ هي به چيو ويو آهي ته حضور محبوب صلى الله تعالىٰ عليه و اله وسلم جن کان سواءِ ڪنهن انسان حضرت جبريل کي سندس اصل صورت ۾ نه ڏٺو. امام فخر الدين رازي رحمة الله تعالىٰ عليه فرمائن ٿا ته حضرت جبريل کي ڏسڻ ته صحيح ۽ حديثن مان ثابت آهي پر حديث ۾ اهو نه آهي ته هن آيت ۾ ئي حضرت جبريل کي ڏسڻ مراد آهي، بلڪ ظاهر تفسير هي آهي ته فاستوىٰ مان مراد محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه و اله وسلم جن جو عالي مقام ۽ بلند مرتبي تي استوىٰ فرمائڻ آهي (تفسير ڪبير). تفسير روح البيان ۾ آهي ته محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه و اله وسلم جن افق اعلىٰ يعني آسمانن جي مٿان استوىٰ فرمايو ۽ حضرت جبريل سدرة المنتهىٰ وٽ بيهي وياءِ اڳتي وڌي نه سگهيا انهن چيو جيڪڏهن مان ٿورو به اڳتي وڌيس ته جلال جون تجليون مون کي ساڙي ڇڏينديون ۽ حضور محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه و اله وسلم جن اڳتي وڌي مستواءِ عرش کان به لنگهي وياءِ حضرت مترجم قدس سره جو ترجمو به ان طرف اشارو ڪري ٿو ته استوىٰ جي نسبت حضرت رب ڪريم جي طرف آهي ۽ اهو ئي حسن بصري رضى الله تعالىٰ عنه جو قول آهي. وف٩ هتي به عام مفسرين هن پاسي ويا آهن ته هي جبرئيل امين جو حال آهي پر امام رازي رحمة الله تعالىٰ عليه جن فرمائن ٿا ته ظاهر هي آهي ته اهو حال آهي سيد عالم محبوب محمد مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه و اله وسلم جن جو، جو ٻاڻ افقِ اعلىٰ يعني آسمانن جي مٿان هئا، جهڙي طرح چوڻ وارو چوي ته مان ڇت تي چنڊ ڏٺو پهاڙ تي چنڊ ڏٺو، ان جي اها معنىٰ نه ٿي ٿئي ته چنڊ ڇت تي يا پهاڙ تي هو بلڪ هيءَ معنىٰ ٿيندي ته ڏسندڙ ڇت يا پهاڙ تي هو. اهڙي طرح هتي معنىٰ هيءَ آهي ته حضور محبوب عليه الصلوٰة والسلام آسمانن جي مٿان پهتا ته رباني تجلي سندن متوجه ٿي. وف١٠ ان جي معنىٰ ۾ به مفسرن جا ڪيترائي قول آهن: هڪ قول هي آهي ته حضرت جبريل جو محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه و اله وسلم جن سان قريب ٿيڻ مراد آهي جو اهو پنهنجي اصلي صورت ڏيکارڻ کان پوءِ حضور محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه و اله وسلم جن جي قرب ۾ حاضر ٿيو. ٻي معنىٰ هيءَ آهي ته حضور محبوب اڪرم صلى الله تعالىٰ عليه و اله وسلم جن الله تعالىٰ جي قرب سان مشرف ٿيا. ٽين معنىٰ هي آهي ته الله تعالىٰ پنهنجي حبيب صلى الله تعالىٰ عليه و اله وسلم جن کي پنهنجي قرب جي نعمت سان نوازيو ۽ اهائي معنىٰ وڌيڪ صحيح آهي. وف١١ ان ۾ ڪيترائي قول آهن، هڪ هي ته ويجهڙائي مان مطلب حضور محبوب اڪرم جن جو عروج ۽ وصول آهي ۽ لهي اچڻ مان مقصد نزول ۽ موٽڻ آهي. پوءِ انهي مطابق خلاصو هي ٿيو ته حضور محبوب اڪرم صلى الله تعالىٰ عليه و اله وسلم جن حق تعالىٰ جي قرب ۽ وصال جي نعمتن سان فيضياب ٿي خلق جي طرف متوجه ٿيا. ٻيو قول هي آهي ته حق تعالىٰ پنهنجي لطف ۽ رحمت سان پنهنجي حبيب سان ويجهو ٿيو ۽ ان قرب ۾ واڌ فرمائي. ٽيون قول هي آهي ته محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه و اله وسلم جن بارگاهِ ربوبيت ۾ مقرب ٿي سجدو ادا ڪيو (روح البيان) بخاري ۽ مسلم جي حديث ۾ آهي ته قريب ٿيو جبار رب العزت الخ (خازن). وف١٢ هي اشارو آهي قرب جي نهايت تاڪيد جي طرف يعني قرب پنهنجي ڪمال کي پهتو ۽ با ادب دوستن ۾ جيڪا ويجهڙائي تصور ڪري سگهجي سا پنهنجي انتها کي پهتي. وف١٣ اڪثر علماء مفسرين وٽ ان جي معنىٰ اها آهي ته الله تعالىٰ پنهنجي خاص ٻانهي حضرت محبوب محمد رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه و اله وسلم جن کي وحي موڪليو (جمل) حضرت جعفر صادق رضى الله تعالىٰ عنه فرمايو ته الله تعالىٰ پنهنجي ٻانهي کي وحي فرمايو جو ڪجهه وحي فرمايائين جيڪا سڌي طرح هئي. الله تعالىٰ ۽ سندس حبيب جي وچ ۾ ڪو به واسطو نه هو ۽ هي خدا ۽ خدا جي رسول جي وچ ۾ راز آهن، جنهن جي انهن کان سواءِ ڪنهن کي به خبر نه آهي. بقلي چيو ته الله تعالىٰ ان راز کي سموري مخلوق کان مخفي رکيو ۽ بيان فرمايائين ته پنهنجي حبيب اڪرم جن کي ڇا وحي فرمايائين ۽ محب ۽ محبوب جي درميان اهي راز هوندا آهن، جن کي انهن کان سواءِ ڪو به نه ٿو ڄاڻي (روح البيان) عالمن هي به بيان ڪيو آهي ته اُن رات ۾ ڪيترن ئي سڳورن کي جو ڪجهه وحي فرمايو ويو اهو ڪيترن ئي علم جي قسمن تي شامل هو. هڪ ته شريعت ۽ احڪام جو علم جنهن جي سڀ ڪنهن کي تبليغ ڪئي ويندي آهي. ٻيا معارف الهيه جيڪي خاصن کي ٻڌايا ويندا آهن. ٽيون ذوق جي علم جون حقيقتون جيڪي خاص ترين ماڻهن کي تلقين ڪيون وينديون آهن. چوٿون اهي اسرار جيڪي الله تعالىٰ ۽ سندس محبوب رسول سان خاص آهن، ڪو به ان جو بار کڻي نه ٿو سگهي (روح البيان). وف١٤ اک يعني محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه و اله وسلم جن جي قلب مبارڪ ان جي تصديق ڪئي جيڪي سندن اکين مبارڪن ڏٺو. معنىٰ هيءَ آهي ته اک سان ڏٺائون دل سان سچاتائون. ان ڏسڻ ۽ معرفت ۾ شڪ ۽ ترديد جي ڪا به گنجائش نه هئي. باقي اها ڳالهه ته ڇا ڏٺائون. بعض مفسرين جو قول هي آهي

وَمَا لَهُمْ بِهٖ مِنْ عِلْمٍؕ اِنْ يَّتَّبِعُوْنَ اِلَّا الظَّنَّۚ وَاِنَّ الظَّنَّ لَا يُغْنِيْ

۽ انهن کي هن جي ڪا به خبر نہ آهي اهي تہ فقط گمان جي پٺيان آهن ۽ بيشڪ گمان يقين جي جاءِ تي ڪر بڪم

مِنَ الْحَقِّ شَيْـًٔاۚ ﴿٢٨﴾ فَاَعْرِضْ عَنْ مَّنْ تَوَلّٰى ۙ عَنْ ذِكْرِنَا وَلَمْ يُرِدْ اِلَّا

نہ تو ڏي ٣٢ . پوءِ تون انهن کان منهن ڦير جيڪو اسان جي ياد کان ڦري ويو ٣٣ ۽ ان نہ گهريو مگر دنيا جي

الْحَيٰوةَ الدُّنْيَاؕ ﴿٢٩﴾ ذٰلِكَ مَبْلَغُهُمْ مِّنَ الْعِلْمِؕ اِنَّ رَبَّكَ هُوَ اَعْلَمُ بِمَنْ

زندگي ٣٤ . انهن جي علم جي پهچ اها آهي ٣٥ بيشڪ تنهنجو رب خوب ڄاڻي ٿو جيڪو ان جي راهہ کان

ضَلَّ عَنْ سَبِيْلِهٖ ۙ وَهُوَ اَعْلَمُ بِمَنِ اهْتَدٰى ﴿٣٠﴾ وَلِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ

ٿڪيو ۽ اهو ان کي بہ خوب ڄاڻي ٿو جنهن راهہ لڌي. ۽ الله جو ئي آهي جو ڪجهہ آسمانن ۾ آهي ۽ جو ڪجهہ

وَمَا فِي الْاَرْضِ ۙ لِيَجْزِيَ الَّذِيْنَ اَسَآءُوْا بِمَا عَمِلُوْا وَيَجْزِيَ الَّذِيْنَ

زمين ۾ جيئن برائي ڪرڻ وارن کي بدلو ڏي سندن عمل جو ۽ نيڪي ڪرڻ وارن کي نهايت چڱو انعام

اَحْسَنُوْا بِالْحُسْنٰى ۚ ﴿٣١﴾ اَلَّذِيْنَ يَجْتَنِبُوْنَ كَبٰٓئِرَ الْاِثْمِ وَالْفَوَاحِشَ اِلَّا

عطا فرمائي . جيڪي وڏن گناهن ۽ بيحيائين کان بچندا آهن ٣٦ مگر ايترو جو گناهہ جي ويجهو ويا

اللَّمَمَؕ اِنَّ رَبَّكَ وَاسِعُ الْمَغْفِرَةِؕ هُوَ اَعْلَمُ بِكُمْ اِذْ اَنْشَاَكُمْ مِّنَ

۽ رڪجي ويا ٣٧ بيشڪ تنهنجي رب جي بخشش ڪشادي آهي اهو توهان کي خوب ڄاڻي ٿو ٣٨ توهان کي مٽيءَ مان پيدا

الْاَرْضِ وَاِذْ اَنْتُمْ اَجِنَّةٌ فِيْ بُطُوْنِ اُمَّهٰتِكُمْۚ فَلَا تُزَكُّوْۤا اَنْفُسَكُمْؕ

ڪيائين ۽ جڏهن توهان پنهنجي ماءُ جي پيٽ ۾ حمل (جي صورت) ۾ هئا پوءِ توهان پنهنجي پاڻ وارا ڪاڻ نہ ڪيو ٣٩

هُوَ اَعْلَمُ بِمَنِ اتَّقٰى ﴿٣٢﴾ اَفَرَءَيْتَ الَّذِيْ تَوَلّٰى ﴿٣٣﴾ وَاَعْطٰى قَلِيْلًا وَّ

اهو خوب ڄاڻي ٿو جيڪي پرهيزگار آهن. ٤٠ پوءِ ڇا تو ڏٺو جيڪو ڦري ويو ٤١ . ۽ ٿورو ڏنائين ۽

اَكْدٰى ﴿٣٤﴾ اَعِنْدَهٗ عِلْمُ الْغَيْبِ فَهُوَ يَرٰى ﴿٣٥﴾ اَمْ لَمْ يُنَبَّاْ بِمَا فِيْ

رڪجي ويو تائين ٤٢ . ڇا ان وٽ غيب جو علم آهي جو اهو ڏسي رهيو آهي ٤٣ ڇا ان کي اها خبر نہ ملي جيڪا موسيٰ جي

صُحُفِ مُوْسٰى ﴿٣٦﴾ وَاِبْرٰهِيْمَ الَّذِيْ وَفّٰۤى ﴿٣٧﴾ اَلَّا تَزِرُ وَازِرَةٌ وِّزْرَ

صحيفن ۾ آهي . ٤٤ ۽ ابراهيم جي جنهن احڪام پورا بجا آندا . ٤٥ جو ڪو بہ بار کڻندڙ ساهہ ٻي جو بار

اُخْرٰى ﴿٣٨﴾ وَاَنْ لَّيْسَ لِلْاِنْسَانِ اِلَّا مَا سَعٰى ﴿٣٩﴾ وَاَنَّ سَعْيَهٗ سَوْفَ

نہ کڻندو . ٤٦ ۽ هي تہ انسان جي واسطي نہ آهي مگر پنهنجي ڪوشش ٤٧ ۽ هيءَ تہ ان جي ڪوشش عنقريب

منزل ٧

تہ حضرت جبريل کي ڏٺائون، پر صحيح مسلڪ هي آهي تہ محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليہ واله وسلم جن پنهنجي رب ڪريم کي ڏٺو ۽ اهو ڏسڻ ڪهڙي طرح هو، مٿي جي اکين سان يا دل جي اک سان، ان بابت مفسرين جا ٻئي خيال موجود آهن. حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما جو قول آهي تہ محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليہ واله وسلم جن رب العزت کي حقيقة چشم مبارڪ سان ڏٺو. حضرت انس بن مالڪ، حسن ۽ عڪرمہ جو اهو ئي قول آهي ۽ حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما کان روايت آهي تہ الله تعاليٰ حضرت ابراهيم کي خلت، حضرت موسيٰ کي ڪلام ۽ سيد عالم محبوب محمد مصطفيٰ کي پنهنجي ديدار سان امتياز فرمايو (صلوات الله عليهم). ڪعب فرمايو تہ الله تعاليٰ حضرت موسيٰ عليہ السلام سان ٻہ ڀيرا ڪلام فرمايو ۽ حضرت محبوب محمد مصطفيٰ صلي الله تعاليٰ عليہ واله وسلم جن الله تعاليٰ جي ٻہ ڀيرا زيارت ڪئي (ترمذي) پر حضرت عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها ديدار جو انڪار ڪيو ۽ آيت کي حضرت جبرئيل جي ديدار تي محمول ڪيو ۽ فرمايائين تہ جيڪو چوي محمد (صلي الله تعاليٰ عليہ واله وسلم) پنهنجي رب کي ڏٺو ان ڪوڙ ڳالهايو ۽ دليل ۾ لاتدرڪہ الابصار تلاوت فرمايائين. هتي چند ڳالهيون خيال ۾ رکڻ. هڪ هيءَ تہ بيبي عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها جو قول نفي ۾ آهي حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما جو اثبات ۾ ۽ مثبت ئي مقدم هوندو آهي، ڇو تہ نافي ڪنهن شيءِ جي نفي (انڪار) ان لاءِ ڪندو آهي جو ان ٻڌو نہ آهي ۽ مثبت (ثابت ڪندڙ) اثبات هن ڪري ڪندو آهي جو هن ٻڌو ۽ ڄاتو تنهن ڪري مثبت وٽ علم ثابت ٿيو. ان کان علاوه حضرت عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها اهو ڪلام حضور کان نقل نہ ڪيو آهي، بلڪ آيت مان پنهنجي استنباط تي اعتماد فرمايو. اها حضرت صديقہ رضي الله تعاليٰ عنها جي راءِ آهي ۽ آيت ۾ ادراڪ يعني پوري طرح گهيري وٺڻ جي نفي آهي نہ ڪ نفي ڏسڻ جي. مسئلو صحيح هي آهي تہ حضور محبوب اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ واله وسلم جن ديدار الهي کان مشرف ٿيا. مسلم شريف جي مرفوع حديث مان بہ اهو ئي ثابت آهي خيرالامت حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما انهيءَ مرقف جا آهن. مسلم شريف جي حديث آهي، رأيت ربي بعيني وبقلبي مان پنهنجي رب کي پنهنجين اکين ۽ پنهنجي دل سان ڏٺو. حضرت حسن بصري عليہ الرحمة قسم کڻي چوندو هو تہ محبوب محمد مصطفيٰ صلي الله تعاليٰ عليہ واله وسلم جن معراج واري رات پنهنجي رب کي ڏٺو. حضرت امام احمد رحمة الله تعاليٰ عليہ فرمايو تہ مان حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما جي حديث جو قائل آهيان بيشڪ حضور محبوب ڪريم جن پنهنجي رب کي ڏٺو، ان کي ڏٺو ان کي ڏٺو، امام صاحب ايئن فرمائيندو رهيو ايستائين جو ساهہ ختم ٿي ويو. ١٥ مشرڪن کي خطاب آهي، جيڪي معراج جي رات جي واقعن جو انڪار ڪندا هئا ۽ ان ۾ جهڳڙو ڪندا هئا. ١٦ ڇو تہ تخفيف جي درخواستن جي واسطي ڪيترائي ڀيرا مٿي وڃڻ ۽ هيٺ لهڻ ٿيو. حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما کان مروي آهي تہ محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليہ واله وسلم جن رب العزت کي پنهنجي قلب مبارڪ سان ٻہ ڀيرا ڏٺو ۽ انهن کان اها بہ روايت آهي تہ حضور محبوب سائين پنهنجي رب عزوجل کي اکين سان ڏٺو. ١٧ سدرة المنتهيٰ هڪ وڻ آهي، جنهن جي پاڙ ڇهين آسمان ۾ آهي ان جون ٽاريون ستين آسمان تي پکڙيل آهن ۽ بلندي ۾ اهو ستين آسمان کان مٿي ويو. ملائڪ ۽ شهيدن ۽ پرهيزگارن جا ارواح ان کان اڳتي وڌي نہ سگهندا آهن. ١٨ يعني ملائڪ ۽ انوار. ١٩ هن ۾ محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليہ واله وسلم جن جي ڪمال قوت جو اظهار آهي جو ان مقام ۾ جتي عقل حيرت ۾ آهن پاڻ ثابت رهيا ۽ جنهن نور جو ديدار مقصود هو تنهن کان بهره ور ٿيا، سڄي کاٻي ڪنهن بہ پاسي نظر نہ فرمايائون نہ وري مقصود کان سندن نظر ڪنهن ٻي طرف ريٽي، نڪي حضرت موسيٰ وانگر بيهوش ٿيا بلڪ ان عظيم مقام تي ثابت قدم رهيا. ٢٠ يعني حضور محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليہ واله وسلم جن معراج واري رات ملڪ ۽ ملڪوت جي عجائبات کي ڏٺو ۽ سندن علم ۾ سمورا ملڪوتي غيبي معلومات اچي ويئي، جيئن "اختصام ملائڪ" واري حديث ۽ ٻين حديثن ۾ وارد آهي (روح البيان). ٢١ لات، عزيٰ ۽ منات بُتن جا نالا آهن، جن جي مشرڪ پوڄا ڪندا هئا هن آيت ۾ ارشاد فرمايو ويو تہ جيڪڏهن تو انصاف ۽ تحقيق جي نظر سان ڏٺو تہ توکي معلوم ٿي ويو هوندو تہ اهي محض بي اختيار آهن ۽ الله قادر مطلق کي ڇڏي بي اختيار بُتن جي پوڄا ڪرڻ ۽ انهن کي سندس شريڪ ٺاهڻ عقل ۽ سمجهہ جي خلاف ۽ ڪيڏو نہ ظلم آهي. مڪي جا مشرڪ چوندا هئا تہ اهي بت ۽ ملائڪ الله جون ڌيئرون آهن، ان تي الله تعاليٰ فرمائي ٿو. ٢٢ جو توهان وٽ اهڙي بُري ڳالهہ آهي جو توهان مان ڪنهن کي ڌيءُ ڄمڻ جي خبر ڏني وڃي ٿي تہ ان جو منهن ڪارو ٿي وڃي ٿو ۽ رنگ ڦري وڃي ٿو ۽ ماڻهن کان لڪندو وتندو آهي، بلڪ ڌيئرن کي زنده قبرن ۾ پوري ڇڏيندا آهيو، پوءِ الله جي واسطي ڌيئرون ڪيئن ٿا ٺاهيو. ٢٣ جو جيڪا شيءِ بُري سمجهو ٿا سا خدا جي واسطي تجويز ڪريو ٿا. ٢٤ يعني انهن بُتن جو نالو الله ۽ معبود توهان ۽ توهان جي ابن ڏاڏن بلڪل بيجا ۽ غلط رکي ڇڏيو آهي نہ وري اهي حقيقت ۾

يُرٰى ﴿۴٠﴾ ثُمَّ يُجْزٰىهُ الْجَزَآءَ الْاَوْفٰى ﴿۴١﴾ وَاَنَّ اِلٰى رَبِّكَ الْمُنْتَهٰى ﴿۴٢﴾

ڏني ويندي ف۴٨. پوءِ ان جو کيس پورو بدلو ڏنو ويندو ۽ هي ته بيشڪ تنهنجي رب جي ئي طرف انتها آهي ف۴٩ .۽

وَاَنَّهٗ هُوَ اَضْحَكَ وَاَبْكٰى ﴿۴٣﴾ وَاَنَّهٗ هُوَ اَمَاتَ وَاَحْيَا ﴿۴۴﴾ وَاَنَّهٗ خَلَقَ

هيءَ ته اهو ئي آهي جنهن کلايو ۽ روئاريو. ف٥٠ ۽ هي ته اهو ئي آهي جنهن ماريو ۽ جياريو ف٥١ . ۽ هيءَ ته انهيءَ خلقيا

الزَّوْجَيْنِ الذَّكَرَ وَالْاُنْثٰى ﴿۴٥﴾ مِنْ نُّطْفَةٍ اِذَا تُمْنٰى ﴿۴٦﴾ وَاَنَّ

ٻه جوڙا نر ۽ مادي نطفي مان جڏهن وڌو وڃي ف٥٢ ۽ هيءَ ته انهيءَ جي ذمي آهي

عَلَيْهِ النَّشْاَةَ الْاُخْرٰى ﴿۴٧﴾ وَاَنَّهٗ هُوَ اَغْنٰى وَاَقْنٰى ﴿۴٨﴾ وَاَنَّهٗ هُوَ

آخري اٿارڻ ف٥٣ ۽ هي ته انهي دولت بخشي ۽ قناعت ڏني. ۽ هي ته اهو ئي (تاري) شعري جو رب آهي

رَبُّ الشِّعْرٰى ﴿۴٩﴾ وَاَنَّهٗۤ اَهْلَكَ عَادَا الْاُوْلٰى ﴿٥٠﴾ وَثَمُوْدَا فَمَاۤ اَبْقٰى ﴿٥١﴾ وَقَوْمَ

ف٥٤ . ۽ هي ته انهيءَ پهرين عاد کي تباهه ڪيو. ف٥٥ ۽ ثمود کي پوءِ ڪو به باقي نه ڇڏيائين ف٥٦. ۽ انهن کان اڳي

نُوْحٍ مِّنْ قَبْلُ ؕ اِنَّهُمْ كَانُوْا هُمْ اَظْلَمَ وَاَطْغٰى ﴿٥٢﴾ وَالْمُؤْتَفِكَةَ

نوح جي قوم کي ف٥٧ بيشڪ اهي انهن کان به وڌيڪ ظالم ۽ سرڪش هئا ف٥٨ ۽ اُن اونڌي ٿيڻ واري ڳوٺ کي هيٺ

اَهْوٰى ﴿٥٣﴾ فَغَشّٰىهَا مَا غَشّٰى ﴿٥۴﴾ فَبِاَیِّ اٰلَآءِ رَبِّكَ تَتَمَارٰى ﴿٥٥﴾ هٰذَا

ڪيرايو ف٥٩ پوءِ ان تي ڇانئجي ويو جيڪو ڇانئجي ويو ف٦٠ پوءِ اي ٻُڌندڙ تون پنهنجي رب جي ڪهڙي نعمت ۾ شڪ ڪندين

نَذِيْرٌ مِّنَ النُّذُرِ الْاُوْلٰى ﴿٥٦﴾ اَزِفَتِ الْاٰزِفَةُ ﴿٥٧﴾ لَيْسَ لَهَا مِنْ دُوْنِ

هي ف٦١ هڪ ڊيڄاريندڙ آهي اڳين ڊيڄاريندڙن وانگر ف٦٢. ويجهي اچي ويئي اچڻ واري ف٦٣ الله کان سواءِ ان جو ڪو به

اللّٰهِ كَاشِفَةٌ ﴿٥٨﴾ اَفَمِنْ هٰذَا الْحَدِيْثِ تَعْجَبُوْنَ ﴿٥٩﴾ وَتَضْحَكُوْنَ وَ

کولڻ وارو نه آهي. ف٦٤ پوءِ ڇا ان ڳالهه کان توهان کي تعجب لڳي ٿو. ف٦٥ ۽ توهان کلو ٿا

لَا تَبْكُوْنَ ﴿٦٠﴾ وَاَنْتُمْ سٰمِدُوْنَ ﴿٦١﴾ فَاسْجُدُوْا لِلّٰهِ وَاعْبُدُوْا ﴿٦٢﴾

۽ روئو نه ٿا ف٦٦ ۽ توهان اندر ۾ پيا آهيو پوءِ الله کي سجدو ڪريو ۽ انهيءَ جي ئي بندگي ڪريو ف٦٧.

سُوْرَةُ الْقَمَرِ ٥۴ مَكِّيَّةٌ ٣٧ | بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ | اٰيَاتُهَا ٥٥ رُكُوْعَاتُهَا ٣

سورة قمر مڪي آهي ۽ هن ۾ : الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١ : پنجونجاهه آيتون ۽ ٽي رڪوع آهن

اِقْتَرَبَتِ السَّاعَةُ وَانْشَقَّ الْقَمَرُ ﴿١﴾ وَاِنْ يَّرَوْا اٰيَةً يُّعْرِضُوْا وَيَقُوْلُوْا

قيامت قريب اچي ويئي ف٢ ۽ چنڊ چيرجي پيو ف٣ ۽ جيڪڏهن ڏسن ف۴ ڪا نشاني ته منهن ڦيرائن ٿا ف٥ ۽ چون ٿا هي ته

الله آهن نه معبود. ف٢٥ يعني انهن جو بُتن کي پوڄڻ عقل ۽ علم ۽ تعليم الاهي جي خلاف نفس ۽ سڌ جي خواهش ۽ وهم پرستي جي بنياد تي آهي. ف٢٦ يعني ڪتاب الاهي ۽ خدا جا رسول جن صراحت سان ٻڌايو ته بُت معبود نه آهن ۽ الله تعاليٰ کان سواءِ ڪو به عبادت جو مستحق نه آهي. ف٢٧ يعني ڪافر جيڪي بُتن ۾ غلط ۽ ڪوڙيون اميدون رکندا آهن جو اهي ڪم اينداءِ اهي اميدون ڪوڙيون آهن. ف٢٨ جنهن کي جيڪي وڻيس ڏي ان جي عبادت ۽ رضا ڪم ۾ ايندي. ف٢٩ يعني ملائڪ باوجود ڪ بارگاهه الاهي ۾ قرب ۽ مقام رکندا آهن تڏهن به شفاعت فقط انهن جي ڪندا جن جي واسطي الله پاڪ جي مرضي هوندي يعني مؤمن موحد جي واسطي. سو بُتن مان شفاعت جي اميد رکڻ نهايت باطل آهي جو بُتن کي نه رب جي بارگاهه ۾ قرب حاصل آهي ۽ نه ئي ڪافر شفاعت جا اهل آهن ف٣٠ يعني ڪافر مرڻ کان پوءِ اٿڻ جا منڪر. ف٣١ جو انهن کي خدا جون ڌيئرون نالو ڏين ٿا. ف٣٢ امر واقعي ۽ حقيقت حال، علم ۽ يقين سان معلوم ٿيندو آهي نه وهم ۽ گمان سان. ف٣٣ يعني قرآن تي ايمان کان. ف٣۴ آخرت تي ايمان نه آندائين جو ان جو طالب هجي ها. ف٣٥ يعني اهي ايترا ته بي عقل ۽ اڻ ڄاڻ آهن جو آخرت تي دنيا کي ترجيح ڏني اٿن، يا هي معنيٰ آهي ته انهن جي علم جي انتها وهم ۽ گمان آهي جيڪي انهن گهڙي رکيا آهن ته (معاذ الله) ملائڪ خدا جون ڌيئرون آهن، انهن جي شفاعت ڪندا ۽ انهيءَ باطل وهم جي ڀروسي تي قرآن ۽ ايمان جي پرواهه نه ڪيائون. ف٣٦ گناهه اهو عمل آهي، جنهن جو ڪرڻ وارو سزا جو حقدار ٿئي ۽ ڪن عالمن چيو ته گناهه اهو آهي جنهن جو ڪرڻ وارو ثواب کان محروم رهي، ڪن جي چوڻ مطابق ناجائز ڪم ڪرڻ کي گناهه چئبو آهي. بهرحال گناهه ٻه قسم آهي: صغيرو ۽ ڪبيرو. ڪبيرو اهو آهي جنهن جي سزا سخت هجي ۽ بعض عالمن فرمايو ته صغيرو اهو آهي جنهن تي ڌمڪي ڏنل نه هجي، ڪبيرو اهو آهي جنهن تي ڌمڪي (وعيد) ڏنل هجي ۽ "فواحش" (بيحيائي وارا ڪم) اهي جن تي حد مقرر هجي. ف٣٧ جو ايترا ڪبيرن گناهن کان بچڻ جي برڪت سان معاف ٿي وڃن ٿا. ف٣٨ شان نزول: اها آيت انهن ماڻهن جي باري ۾ نازل ٿي، جيڪي پنهنجي نيڪ عملن جي تعريف ڪندي چوندا هئا ته اسان جون نمازون اسان جا روزا اسان جا حج وغيره ف٣٩ مطلب ته فخر جي واسطي پنهنجي نيڪين جي تعريف نه ڪريو ڇو ته الله تعاليٰ پنهنجي ٻانهن جي حالات کي بهتر ڄاڻي ٿو ۽ اهو سندن ابتدائي هستي کان آخر تائين جا سمورا احوال ڄاڻي ٿو. مسئلو: هن آيت ۾ ريا نمائش ۽ پاڻ وڏائي جي ممانعت فرمائي ويئي، پر الله پاڪ جي نعمت جي اعتراف عبادت ۽ اطاعت تي مسرت ۽ اداءِ شڪر جي واسطي نيڪين جو ذڪر ڪيو وڃي ته جائز آهي. ف۴٠ ۽ انهيءَ جو ڄاڻڻ ڪافي آهي، اهو ئي ته جزا ڏيڻ وارو آهي، ٻين جي آڏو اظهار ۽ نمائش مان ڪهڙو فائدو. ف۴١ اسلام کان. شان نزول: هيءَ آيت وليد بن مغيره جي حق ۾ نازل ٿي، جنهن محبوب نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جو دين ۾ اتباع ڪيو هو. مشرڪن کيس عار ڏياريو ۽ چيو ته تو بزرگن جو دين ڇڏي ڏنو ۽ گمراهه ٿي وئين. ان چيو مان عذاب الاهي جي خوف کان ائين ڪيو، تنهن تي عار ڏياريندڙ ڪافر چيو ته جيڪڏهن تون شرڪ ڏي موٽي اچين ۽ مون کي هيترو مال ڏين ته تنهنجو عذاب مان پنهنجي ذمي ڪٽان ٿو. ان تي وليد اسلام کان ڦري مرتد ۽ مُشرڪ ٿي ويو ۽ جنهن شخص کي مال ڏيڻ طئي ٿيو هو تنهن کي ٿورو ڏنائين ۽ باقي روڪي ڇڏيائين. ف۴٢ باقي. شان نزول: چيو ويو آهي ته اها آيت عاص بن وائل سهمي جي باري ۾ لٿي، اهو گهڻو ڪري گالهين ۾ محبوب نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي تائيد ۽ موافقت ڪندو هو ۽ هي به چيو ويو آهي ته اها آيت ابوجهل جي باري ۾ لٿي جو ان چيو هو ته الله جو قسم محمد (صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم) اسان کي بهترين اخلاق جو حڪم فرمائيندا آهن. انهيءَ صورت ۾ معنيٰ هيءَ ٿيندي ته ٿورو اقرار ڪيائين ۽ حق لازم مان ٿورو ادا ڪيائين باقي کان انڪار ڪيائين يعني ايمان نه آندائين. ف۴٣ جو ٻيو ماڻهو ان جي گناهه جو بار کڻندو ۽ ان جي سزا پنهنجي ذمي ڪندو. ف۴۴ يعني توريت جي ڪتاب ۾. ف۴٥ اها حضرت ابراهيم عليه السلام جي صفت آهي جو انهن کي جو ڪجهه حڪم ڏنو ويو هو اهو انهن پوري طرح ادا ڪيو. جنهن ۾ پٽ کي ذبح ڪرڻ ۽ پاڻ کي باهه ۾ سٽيو وڃڻ به شامل آهي. ان کان سواءِ ٻيا احڪام به. هن کان پوءِ الله تعاليٰ ان مضمون جو ذڪر بيان فرمائي ٿو، جيڪو موسيٰ عليه السلام جي ڪتاب ۽ ابراهيم عليه السلام جي صحيفن ۾ بيان فرمايو ويو هو. ف۴٦ ۽ ڪو به ٻيي جي گناهه جي ڪري پڪڙيو نه ويندو ۽ هن ۾ ان شخص جي قول جو رد آهي جيڪو وليد بن مغيره جي سزا جو ذميوار ٿيو هو ۽ ان جا گناهه پنهنجي ذمي ڪرڻ لاءِ چوندو هو. حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما جن فرمايو ته حضرت ابراهيم جي زماني کان اڳي ماڻهو هڪ ٻئي جي گناهه جي ڪري ٻين کي پڪڙيندا هئا، قاتل جي جاءِ تي ان جي پُٽ يا ڀاءُ يا زال يا غلام کي قتل ڪندا هئا. حضرت ابراهيم عليه السلام ان کان منع فرمائي ۽ الله تعاليٰ جو هي حڪم پهچايائين ته ڪو به ڪنهن جي گناهه جي باري ۾ پڪڙيو نه ويندو. ف۴٧ يعني عمل مُراد هي آهي ته ماڻهو کي سندس ئي نيڪين مان فائدو وٺي ٿو ۽ اهو مضمون ته ابراهيم ۽ موسيٰ عليهما السلام جي صحيفن ۾ موجود آهي ۽ چيو ويو آهي ته اهو انهن ئي امتن جي واسطي خاص هو. حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما فرمايو ته اهو حڪم اسان جي شريعت ۾ منسوخ ٿي ويو اَلْحَقْنَا بِهِمْ ذُرِّيَّتَهُمْ واري آيت سان. حديث شريف ۾ آهي ته هڪڙي شخص محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن کي عرض ڪيو ته منهنجي ماءُ وفات ڪري ويئي آهي جيڪڏهن مان ان جي طرفان صدقو ڏيان ته نفعو پهچائيندو؟ فرمايائون هائو. مسائل: گهڻن حديثن مان ثابت آهي ته ميت کي خيرات ۽ عبادتن جو جيڪو ثواب پهچايو وڃي ٿو سو ڪين پهچندو آهي ۽ ان

سِحْرٌ مُّسْتَمِرٌّ ﴿٢﴾ وَكَذَّبُوْا وَاتَّبَعُوْٓا اَهْوَآءَهُمْ وَكُلُّ اَمْرٍ مُّسْتَقِرٌّ ﴿٣﴾

جادو آهي هليو ايندڙ. ۽ انهن ڪوڙ ۽ سمجهيو ڪ ۽ پنهنجي سڌن جي پٺيان هلياڪ ۽ هر ڪم ٺڪاڻي تي ٺهرايو آهي ڪ

وَلَقَدْ جَآءَهُمْ مِّنَ الْاَنْۢبَآءِ مَا فِيْهِ مُزْدَجَرٌ ﴿٤﴾ حِكْمَةٌۢ بَالِغَةٌ فَمَا

۽ بيشڪ انهن وٽ اهي خبرون آيون ڪ جن ۾ ڪافي رڪاوٽ هئي ڪ انتهائي پهچندڙ حڪمت پوءِ ڇا فائدو ٿو ڏين

تُغْنِ النُّذُرُ ﴿٥﴾ فَتَوَلَّ عَنْهُمْ يَوْمَ يَدْعُ الدَّاعِ اِلٰى شَيْءٍ نُّكُرٍ ﴿٦﴾

ڊيڄاريندڙ ڪ پوءِ تون انهن کان منهن ڦيراءِ ڪ جنهن ڏينهن سڏيندڙ ڪ هڪ سخت اڻ سڃاتل ڳالهه جي طرف سڏيندو ڪ

خُشَّعًا اَبْصَارُهُمْ يَخْرُجُوْنَ مِنَ الْاَجْدَاثِ كَاَنَّهُمْ جَرَادٌ

اکيون جهڪيون ڪيو قبرن مان نڪرندا، ڄڻ ته اهي پکڙيل مکڙ آهن.

مُّنْتَشِرٌ ﴿٧﴾ مُّهْطِعِيْنَ اِلَى الدَّاعِ يَقُوْلُ الْكٰفِرُوْنَ هٰذَا يَوْمٌ عَسِرٌ ﴿٨﴾

ڪ سڏيندڙ جي طرف ڊوڙندا ويندا ڪ. ڪافر چوندا هي ڏينهن ته ڏاڍو سخت آهي.

كَذَّبَتْ قَبْلَهُمْ قَوْمُ نُوْحٍ فَكَذَّبُوْا عَبْدَنَا وَقَالُوْا مَجْنُوْنٌ وَّازْدُجِرَ ﴿٩﴾

انهن کان ڪ اڳي نوح جي قوم تڪذيب ڪئي پوءِ اسان جي ٻانهي ڪ کي ڪوڙو چيائون ۽ چيائون هي چريو آهي ڪ جهڻڪيو

فَدَعَا رَبَّهٗٓ اَنِّيْ مَغْلُوْبٌ فَانْتَصِرْ ﴿١٠﴾ فَفَتَحْنَآ اَبْوَابَ السَّمَآءِ بِمَآءٍ

ويو ڪ پوءِ ان پنهنجي رب کان دعا گهري ته مان مغلوب آهيان تون منهنجو بدلو وٺ. پوءِ اسان آسمان جا دروازا کولي ڇڏيا ڪ وڏندڙ

مُّنْهَمِرٍ ﴿١١﴾ وَّفَجَّرْنَا الْاَرْضَ عُيُوْنًا فَالْتَقَى الْمَآءُ عَلٰٓى اَمْرٍ قَدْ

پاڻي سان ڪ ۽ زمين چيري چشمان جاري ڪيا ڪ پوءِ ٻئي پاڻي ڪ ملي ويا انهيءَ اندازي تي جيڪو مقرر هو

قُدِرَ ﴿١٢﴾ وَحَمَلْنٰهُ عَلٰى ذَاتِ اَلْوَاحٍ وَّدُسُرٍ ﴿١٣﴾ تَجْرِيْ بِاَعْيُنِنَا

ڪ . ۽ اسان نوح کي سوار ڪيو ڪ تختن ۽ ڪلين واري (ٻيڙي) تي. اسان جي نظر اڳيان وهندي ڪ ان جي صله

جَزَآءً لِّمَنْ كَانَ كُفِرَ ﴿١٤﴾ وَلَقَدْ تَّرَكْنٰهَآ اٰيَةً فَهَلْ مِنْ مُّدَّكِرٍ ﴿١٥﴾

۾ جنهن جو انڪار ڪيو ويو هو. ۽ اسان ان کي ڪ نشاني بنايو پوءِ آهي ڪو ڌيان ڏيڻ وارو ڪ پوءِ ڪيئن رهيو منهنجو

فَكَيْفَ كَانَ عَذَابِيْ وَنُذُرِ ﴿١٦﴾ وَلَقَدْ يَسَّرْنَا الْقُرْاٰنَ لِلذِّكْرِ فَهَلْ مِنْ

عذاب ۽ منهنجون ڌمڪيون. ۽ بيشڪ اسان قرآن ياد ڪرڻ جي واسطي آسان فرمايو پوءِ آهي ڪو ياد ڪرڻ

مُّدَّكِرٍ ﴿١٧﴾ كَذَّبَتْ عَادٌ فَكَيْفَ كَانَ عَذَابِيْ وَنُذُرِ ﴿١٨﴾ اِنَّآ اَرْسَلْنَا

وارو ڪ عاد ڪوڙو چيو ڪ پوءِ ڪيئن هو منهنجو عذاب ۽ منهنجي ڊيڄارڻ جا فرمان ڪ. بيشڪ اسان انهن تي

منزل ٧

قيامت جي عالمن جو اجماع آهي ۽ انهيءَ ڪري مسلمانن ۾ معمول آهي جو اهي پنهنجي مرن وارن کي فاتحه، چوٿين، پهرين چاليهي بارهين ۽ عرس وغيره سان ثواب پهچائيندا رهندا آهن. اهو عمل احاديث جي بلڪل مطابق آهي. هن آيت جي تفسير ۾ هڪ قول هي به آهي ته هتي انسان مان مراد ڪافر آهي ۽ معنيٰ هيءَ آهي ته ڪافر کي ڪا ڀلائي حاصل نه ٿيندي سواءِ ان جي جو انهيءَ پاڻ ڪجهه ڪيو هجي جنهن جو بدلو کيس دنيا ۾ ئي وسعت رزق يا تندرستي وغيره سان ڏنو ويندو ته جيئن آخرت ۾ ان جو ڪو به ڀاڱو باقي نه رهي. ڪن مفسرن جي مطابق آيت جي معنيٰ آهي انسان عدل ۽ انصاف جي تقاضا مطابق اهو ڪجهه حاصل ڪندو جيڪو ان ڪيو هوندو. البته الله تعاليٰ پنهنجي فضل سان جو ڪجهه گهري عطا فرمائي. ۽ هڪ ٻئي قول مطابق مؤمن ڪنهن مؤمن لاءِ نيڪي ڪري ته اها نيڪي خود انهيءَ مؤمن جي ليکي ۾ ئي آهي جنهن لاءِ ڪئي وئي، ڇو ته نيڪي ڪرڻ وارو ان جو نائب ۽ وڪيل يا قائم مقام آهي. ف٤٨ آخرت ۾. ف٤٩ آخرت ۾ ان جي ئي طرف موٽڻ آهي، اهو ئي عملن جي جزا ڏيندو. ف٥٠ جنهن کي وڻي خوش ڪيائين جنهن کي وڻي غمگين ڪيائين. ف٥١ يعني دنيا ۾ موت ڏنائين ۽ آخرت ۾ زندگي عطا فرمايائين يا هيءَ معنيٰ ته پيءُ ڏاڏي کي موت ڏنائين ۽ انهن جي اولاد کي زندگي بخشيائين. ف٥٢ رحم ۾. ف٥٣ يعني موت کان پوءِ جيارڻ. ف٥٤ جيڪو سخت گرمي ۾ جوزا کان پوءِ ايرندو آهي، جاهليت وارا ان جي پوڄا ڪندا هئا. هن آيت ۾ ٻڌايو ويو ته سڀني جو رب الله تعاليٰ آهي ۽ ان ستاري جو به. تنهنڪري الله تعاليٰ جي ئي عبادت ڪريو. ف٥٥ سخت پاري واري هوا سان عاد برباد آهن، هڪ هود جي قوم ان کي پهرين عاد چوندا آهن ۽ ان کان بعد وارن کي ٻي عاد. ف٥٦ جيڪا صالح عليه السلام جي قوم هئي. ف٥٧ پوري هلاڪ ڪيا ويا. ف٥٨ جو حضرت نوح عليه السلام انهن ۾ هزار سالن جي قريب تشريف فرما رهيا مگر ته انهن دعوت قبول ڪئي نه وري سرڪشي کان باز آيا. ف٥٩ هن مان مراد قوم لوط جا ڳوٺ آهن جن کي حضرت جبريل عليه السلام الله پاڪ جي حڪم سان مٿي کڻي اونڌو ڪيائين ۽ هيٺ مٿي ڪري تباهه ڪري ڇڏيائين. ف٦٠ يعني نشان ڪيل پٿر وسايائين. ف٦١ يعني محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن. ف٦٢ جيڪي پنهنجي قوم جي طرف رسول بنائي موڪليا ويا هئا. ف٦٣ يعني قيامت. ف٦٤ يعني اهو ئي ان کي ظاهر فرمائيندو يا هيءَ معنيٰ آهي ته ان جي هولناڪين ۽ سختين کي الله تعاليٰ کان سواءِ ڪو به نه ٽاريندو ۽ الله تعاليٰ دفع نه فرمائيندو. ف٦٥ يعني قرآن مجيد کان انڪار ڪريو ٿا. ف٦٦ ان جو وعدو ۽ وعيد ٻڌي. ف٦٧ جو ان کان سواءِ ڪو به عبادت جو مستحق نه آهي. ف١ سورة قمر مڪي آهي سيهزم الجمع جي آيت کان سواءِ هن ۾ ٽي رڪوع، پنجونجاهه آيتون ڇاهٺ ڪلما ۽ هڪ هزار چار سؤ ٽيويهه حرف آهن. ف٢ ان جي ويجهو هجڻ جي نشاني ظاهر ٿي جو

محبوب نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي معجزي سان ف٣ ٻه ٽڪرا ٿي. شق القمر جنهن جو هن آيت ۾ بيان آهي، محبوب نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي عظيم معجزن مان آهي. مڪي وارن حضور محبوب اڪرم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ هڪ معجزي جي درخواست ڪئي هئي، حضور محبوب اڪرم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن چنڊ چيري ڏيکاريو، چنڊ جا ٻه حصا ٿي ويا ۽ هر هڪ حصو ٻئي کان جدا ٿي ويو ۽ فرمايائون ته اي ڪافرو! شاهد رهو. قريش چيو محمد (صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن) جادو سان اسان جي نظر بندي ڪئي آهي، تنهن تي سندن ئي ٽولي جو ماڻهن چيو ته جيڪڏهن اها نظر بندي آهي ته ٻاهر ڪنهن به ماڻهو کي چنڊ جا ٻه ٽڪرا نظر نه آيا هوندا، هاڻي جيڪي قافلا اچن انهن کان پڇو، جيڪڏهن ٻين جاين تي به چنڊ چيرڻ نظر آيو ته بيشڪ معجزو آهي. چنانچه سفر کان آيلن ٻڌايو ته واقعي اسان به ان تاريخ تي ڏٺو ته چنڊ ٻه حصا ٿي ويو هو. انهيءَ طرح مشرڪن کي انڪار جي گنجائش نه رهي، تڏهن به جاهلاڻي طور تي جادو ئي جادو چوندا رهيا. صحاح جي ڪيترن ئي حديثن ۾ انهيءَ عظيم معجزي جو بيان آهي ۽ خبر شهرت جي انهيءَ درجي تي پهتي آهي جو ان جو انڪار ڪرڻ عقل ۽ انصاف سان دشمني ۽ بي ديني آهي. ف٤ مڪي وارا محبوب نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي سچائي ۽ نبوت تي دس ڏيندڙ. ف٥ ان جي تصديق ۽ محبوب نبي عليه الصلوٰة والسلام تي ايمان آڻڻ کان.

ف٦ محبوب نبي اڪرم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن کي ۽ انهن معجزن کي، جيڪي پنهنجي اکين سان ڏٺائون. ف٧ انهن ڪوڙين ڳالهين جي پويان جيڪي شيطان انهن جي دل ۾ ويهاريون هيون ته جيڪڏهن محبوب ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي معجزن جي تصديق ڪيائون ته انهن جي سرداري سموري جهان ۾ تسليم ٿي ويندي ۽ قريش جي ڪا به عزت باقي نه رهندي. ف٨ اهو پنهنجي وقت تي ٿيڻو ئي آهي، ڪو به ان کي روڪڻ وارو نه آهي محبوب نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جو دين غالب ٿي ئي رهندو. ف٩ گذريل امتن جون جيڪي پنهنجي رسولن کي ڪوڙو چوڻ سبب هلاڪ ڪيا ويا. ف١٠ ڪفر ۽ تڪذيب کان ۽ انتها درجي جي نصيحت ف١١ ڇو ته اهي نصيحت ۽ ڊيڄارڻ سان نصيحت قبول ڪرڻ وارا نه آهن (۽ اهو لڙائي جي حڪم نازل ٿيڻ کان اڳ ۾ آهي، پوءِ منسوخ ٿي ويو) ف١٢ يعني حضرت اسرافيل عليه السلام صخره بيت المقدس تي بيهي ڪري. ف١٣ جنهن جهڙي سختي ڪڏهن نه ڏٺي هوندي ۽ اهو هول قيامت ۽ حساب جو آهي. ف١٤ خوف کان هر طرف حيران ۽ خبر نه ٿي پوين ته ڪاڏي وڃن. ف١٥ حضرت اسرافيل عليه السلام جي آواز جي طرف. ف١٦ يعني قريش کان. ف١٧ نوح عليه السلام. ف١٨ ۽ ڌمڪيائين ته جيڪڏهن تون پنهنجي وعظ ۽ نصيحت ۽ دعوت کان نه مڙئين ته اسان تو کي سنگسار ڪنداسين. ف١٩ جيڪا چاليهن ڏينهن تائين لڳاتار جاري رهي. ف٢٠ يعني زمين کان ايترو پاڻي

عَلَيْهِمْ رِيحًا صَرْصَرًا فِي يَوْمِ نَحْسٍ مُّسْتَمِرٍّ ﴿١٩﴾ تَنزِعُ النَّاسَ

هڪ سخت طوفان موڪليو اهڙي ڏينهن ۾ جنهن جي بدبختي انهن تي هميشه رهي. ف٣١ ماڻهن کي ڪٽي اهڙي طرح ٿي اُڇلايائين.

كَأَنَّهُمْ أَعْجَازُ نَخْلٍ مُّنقَعِرٍ ﴿٢٠﴾ فَكَيْفَ كَانَ عَذَابِي وَنُذُرِ ﴿٢١﴾ وَلَقَدْ

جو ڄڻ اهي پَٽيل کجين جا ٿڙ هجن. پوءِ ڪهڙو نه (سخت) هو منهنجو عذاب ۽ خوف ڏيارڻ. ۽

يَسَّرْنَا الْقُرْآنَ لِلذِّكْرِ فَهَلْ مِن مُّدَّكِرٍ ﴿٢٢﴾ كَذَّبَتْ ثَمُودُ بِالنُّذُرِ ﴿٢٣﴾

بيشڪ اسان آسان فرمايو قرآن ياد ڪرڻ واسطي پوءِ آهي ڪو ياد ڪرڻ وارو. ثمود رسولن کي ڪوڙو ڄاتو ف٣٣

فَقَالُوا أَبَشَرًا مِّنَّا وَاحِدًا نَّتَّبِعُهُ إِنَّا إِذًا لَّفِي ضَلَالٍ وَسُعُرٍ ﴿٢٤﴾ أَأُلْقِيَ

چيائون ڇا اسان پاڻ مان هڪڙي ماڻهوءَ جي تابعداري ڪريون ف٣٤ تڏهن ته اسان ضرور گمراهه ۽ چريا آهيون. ف٣٥ ڇا اسان

الذِّكْرُ عَلَيْهِ مِن بَيْنِنَا بَلْ هُوَ كَذَّابٌ أَشِرٌ ﴿٢٥﴾ سَيَعْلَمُونَ غَدًا

سڀني مان ان تي ف٣٦ ذڪر لاٿو ويو ف٣٧ بلڪ اهو سخت ڪوڙو ۽ آڪڙ وارو آهي ف٣٨ تمام جلد سڀاڻي معلوم ڪري وٺندا ف٣٩

مَّنِ الْكَذَّابُ الْأَشِرُ ﴿٢٦﴾ إِنَّا مُرْسِلُو النَّاقَةِ فِتْنَةً لَّهُمْ فَارْتَقِبْهُمْ وَ

ڪير هو وڏو ڪوڙو ۽ آڪڙ وارو. اسان ڏاچي موڪلڻ وارا آهيون انهن جي امتحان جي واسطي ف٤٠ پوءِ اي صالح تون

اصْطَبِرْ ﴿٢٧﴾ وَنَبِّئْهُمْ أَنَّ الْمَاءَ قِسْمَةٌ بَيْنَهُمْ كُلُّ شِرْبٍ مُّحْتَضَرٌ ﴿٢٨﴾

انتظار ڪر ف٤١ ۽ صبر ڪر. ف٤٢ ۽ انهن کي ٻڌائي ڇڏ ته پاڻي انهن ۾ حصي سان آهي ف٤٣ هر حصي ٿي واري وارو حاضر هجي ف٤٤

فَنَادَوْا صَاحِبَهُمْ فَتَعَاطَىٰ فَعَقَرَ ﴿٢٩﴾ فَكَيْفَ كَانَ عَذَابِي وَنُذُرِ ﴿٣٠﴾

پوءِ انهن پنهنجي ساٿي کي ف٤٥ سڏيو پوءِ ان ف٤٦ وٺي ان جون کُچون ڪپيون ف٤٧ پوءِ ڪيئن رهيو منهنجو عذاب ۽ منهنجي ڏيارڻ جا فرمان. ف٤٨

إِنَّا أَرْسَلْنَا عَلَيْهِمْ صَيْحَةً وَاحِدَةً فَكَانُوا كَهَشِيمِ الْمُحْتَظِرِ ﴿٣١﴾

بيشڪ اسان انهن تي هڪ خوفناڪ آواز موڪليو ف٤٩ تڏهن اهي ٿي پيا لوڙهي جي ٻجيل گاهه سُڪل ۽ پيرن هيٺان لتاڙيل وانگر. ف٥٠

وَلَقَدْ يَسَّرْنَا الْقُرْآنَ لِلذِّكْرِ فَهَلْ مِن مُّدَّكِرٍ ﴿٣٢﴾ كَذَّبَتْ قَوْمُ لُوطٍ

۽ بيشڪ اسان آسان ڪيو قرآن ياد ڪرڻ جي واسطي، پوءِ آهي ڪو ياد ڪرڻ وارو. لوط جي قوم رسولن کي ڪوڙو

بِالنُّذُرِ ﴿٣٣﴾ إِنَّا أَرْسَلْنَا عَلَيْهِمْ حَاصِبًا إِلَّا آلَ لُوطٍ نَّجَّيْنَاهُم بِسَحَرٍ ﴿٣٤﴾

چيو. بيشڪ اسان انهن تي پٿر وسايا ف٥١ سواءِ لوط جي گهر وارن جي ف٥٢ اسان انهن کي بچائي ورتو رات جي پوئين پهر ف٥٤

نِّعْمَةً مِّنْ عِندِنَا كَذَٰلِكَ نَجْزِي مَن شَكَرَ ﴿٣٥﴾ وَلَقَدْ أَنذَرَهُم

پاڻ وٽان مهرباني ڪندي اسان ايئن ئي انعام ڏيندا آهيون جيڪو شڪر ڪري. ف٥٥ ۽ بيشڪ ان ف٥٦ اسان جي گرفت کان



نڪتو جو سموري زمين چشمن وانگر ٿي وئي. ف٢١ آسمان کان وسندڙ ۽ زمين مان ابرندڙ. ف٢٢ ۽ لوح محفوظ ۾ لکيل هو ته طوفان ان حد تائين پهچندو. ف٢٣ هڪ ٻيڙي. ف٢٤ اسان جي حفاظت ۾. ف٢٥ يعني حضرت نوح عليه السلام. ف٢٦ يعني ڪافرن کي پوري هلاڪ ڪرڻ ۽ حضرت نوح عليه السلام جي نجات جي واقعي کي ڪن مفسرين تَرَكْنٰهَا جو ضمير ٻيڙي جي طرف ورايو آهي. قتاده کان روايت آهي ته اها ٻيڙي جزيره جي سرزمين ۾ بعضن وٽ جودي جبل تي ڪنهن مدت تائين الله تعالىٰ باقي رکي ايتري تائين جو اسان جي امت جي پهرين ماڻهن اها ٻيڙي ڏٺي. ف٢٧ جيڪو نصيحت ۽ عبرت حاصل ڪري. ف٢٨ هن آيت ۾ قرآن ڪريم جي پڙهڻ ۽ پڙهائڻ ياد ڪرڻ ۽ ان جي تلاوت ۾ مشغول رهڻ جي ترغيب آهي ۽ هي به معلوم ٿئي ٿو ته قرآن ڪريم ياد ڪرڻ واري جي الله تعالىٰ جي طرفان مدد ٿئي ٿي ۽ ان جي ياد کي آسان بنائڻ جوئي نتيجو آهي جو ننڍڙا ٻار ان کي ياد ڪري وٺندا آهن، اهڙو ڪو به مذهبي يا ديني ڪتاب ڪونهي، جيڪر ايتري آساني سان ياد ٿي ويندو هجي. ف٢٩ پنهنجي نبي هود عليه السلام کي، جنهن تي اهي عذاب ۾ مبتلا ٿيا. ف٣٠ جيڪي عذاب جي نازل ٿيڻ کان اڳي اچي چڪا هئا.

ف٣١ تمام تيز هلندڙ نهايت ٿڌي ۽ تمام سخت. ف٣٢ ايتري تائين جو انهن مان ڪو به نه بچيو، سمورا هلاڪ ڪيا ويا ۽ اهو ڏينهن مهيني جي آخري اربع جو هو. ف٣٣ پنهنجي نبي حضرت صالح عليه السلام جي دعوت جو انڪار ڪري ۽ ان تي ايمان نه آڻي ڪري. ف٣٤ يعني اسان گهڻا آهيون ڪري به هڪڙي ماڻهو جا تابعدار ٿيون، اسان ايئن نه ڪندا سين جيڪڏهن ايئن ڪيون ته. ف٣٥ اهو انهن حضرت صالح عليه السلام جي حڪم موٽايو جو انهن فرمايو هو ته جيڪڏهن توهان منهنجو اتباع نه ڪيو ته توهان گمراهه ۽ بي عقل آهيو. ف٣٦ حضرت صالح عليه السلام تي. ف٣٧ وحي نازل ڪيو ويو ۽ اسان مان ڪو به انهيءَ جو لائق نه هو. ف٣٨ جو نبوت جي دعوىٰ ڪري وڏو بڻجڻ گهري ٿو. الله تعالىٰ فرمائي ٿو. ف٣٩ جڏهن عذاب ۾ مبتلا ڪيا ويندا. ف٤٠ اهو ان تي زمانو ويو جو حضرت صالح عليه السلام جي قوم حضرت صالح کي چيو هو ته توهان پٿر مان هڪ ڏاچي ڪڍي ڏيکاريو پاڻ سگهوري انهن کان ايمان جي شرط سان اها ڳالهه منظور ڪئي هئي، چنانچه الله تعالىٰ ڏاچي موڪلڻ جو واعدو فرمايو ۽ حضرت صالح عليه السلام کي ارشاد فرمايائين. ف٤١ جو اهي ڇا ٿا ڪن ۽ انهن سان ڇا ڪيو وڃي ٿو. ف٤٢ انهن جي تڪليف پهچائڻ تي. ف٤٣ هڪ ڏينهن انهن جو هڪ ڏينهن ڏاچي جو. ف٤٤ جيڪو ڏينهن ڏاچي جو آهي، انهيءَ ڏينهن تي ڏاچي حاضر ٿئي ۽ جيڪو ڏينهن قوم جو آهي، تنهن تي قوم حاضر ٿئي. ف٤٥ يعني قدار بن سالف کي ڏاچي جي قتل ڪرڻ جي واسطي. ف٤٦ تيز تلوار. ف٤٧ ۽ ان کي قتل ڪري وڌائين. ف٤٨ جو عذاب نازل ٿيڻ کان اڳ ۾ منهنجي طرفان آيا هئا ۽ پنهنجي ٺيڪ جاءِ تي واقع ٿيا. ف٤٩ يعني ملائڪ جو خوفناڪ آواز. ف٥٠ يعني جهڙي طرح ڏنار جهنگ ۾ پنهنجي ٻڪرين جي حفاظت جي واسطي گاهه ڪک ڪنڊن جو واڙو ٺاهيندا آهن، اُن مان ڪجهه گاهه ٻچيل رهجي ويندو آهي ۽ اهو جانورن جي پيرن ۾ لتاڙجي ذرا ذرا ٿي وڃي ٿو اها حالت انهن جي ٿي وئي. ف٥١ انهيءَ تڪذيب (ڪوڙو چوڻ) جي سزا ۾. ف٥٢ يعني انهن تي ننڍا ننڍا سنگريزا وسايائين. ف٥٣ يعني حضرت لوط عليه السلام ۽ سندس ٻنهي صاحبزادين انهيءَ عذاب کان محفوظ رهيون. ف٥٤ يعني صبح ٿيڻ کان اڳي. ف٥٥ الله تعالىٰ جي نعمتن جو ۽ شڪر گذار اهو آهي، جيڪو الله تعالىٰ تي ۽ ان جي رسولن تي ايمان آڻي ۽ انهن جي اطاعت ڪري. ف٥٦ يعني حضرت لوط عليه السلام.

بَطْشَتَنَا فَتَمَارَوْا بِالنُّذُرِ ﴿٣٦﴾ وَلَقَدْ رَاوَدُوهُ عَنْ ضَيْفِهِ فَطَمَسْنَا

وٰ٥٧ انهن کي ڊيڄاريو پر انهن ڊيڄارڻ جي فرمان ۾ شڪ ڪيو وٰ٥٨ ۽ انهن ان کي سندس مهمانن کان ڦيرڻ ٿي چاهيو وٰ٥٩ پوءِ

أَعْيُنَهُمْ فَذُوقُوا عَذَابِي وَنُذُرِ ﴿٣٧﴾ وَلَقَدْ صَبَّحَهُمْ بُكْرَةً عَذَابٌ

اسان سندن اکيون ميٽي ڇڏيون ف٦٠ فرمايوسين چکو منهنجو عذاب ۽ خوف جا فرمان وٰ٦١ ۽ بيشڪ صبح جو انهن تي هميشه وارو مقرر عذاب

مُسْتَقِرٌّ ﴿٣٨﴾ فَذُوقُوا عَذَابِي وَنُذُرِ ﴿٣٩﴾ وَلَقَدْ يَسَّرْنَا الْقُرْآنَ لِلذِّكْرِ فَهَلْ

آيو وٰ٦٢ پوءِ چکو منهنجي سزا ۽ خوف جا فرمان. ۽ بيشڪ اسان قرآن آسان بنايو ياد ڪرڻ لاءِ پوءِ آهي ڪو

مِنْ مُدَّكِرٍ ﴿٤٠﴾ وَلَقَدْ جَاءَ آلَ فِرْعَوْنَ النُّذُرُ ﴿٤١﴾ كَذَّبُوا بِآيَاتِنَا كُلِّهَا

ياد ڪرڻ وارو. ۽ بيشڪ فرعون وارن وٽ رسول آيا وٰ٦٣ انهن اسان جي سڀني نشانين کي ٺڪرايو

ع ٢/١٨ ٩

فَأَخَذْنَاهُمْ أَخْذَ عَزِيزٍ مُقْتَدِرٍ ﴿٤٢﴾ أَكُفَّارُكُمْ خَيْرٌ مِنْ أُولَٰئِكُمْ أَمْ لَكُمْ

وٰ٦٤ پوءِ اسان انهن تي وٰ٦٥ گرفت ڪئي جيئن عزت واري ۽ عظيم قدرت واري جي شان هو. ڇا وٰ٦٦ تو هان جا ڪافر انهن کان ڀلا آهن وٰ٦٧

بَرَاءَةٌ فِي الزُّبُرِ ﴿٤٣﴾ أَمْ يَقُولُونَ نَحْنُ جَمِيعٌ مُنْتَصِرٌ ﴿٤٤﴾ سَيُهْزَمُ

يا ڪتابن ۾ تو هان جي آزادي لکيل آهي. وٰ٦٨ يا اهي چون ٿا وٰ٦٩ ته اسان سڀ گڏ بدلو وٺنداسي وٰ٧٠ هاڻي شڪست ڏني ويندي

الْجَمْعُ وَيُوَلُّونَ الدُّبُرَ ﴿٤٥﴾ بَلِ السَّاعَةُ مَوْعِدُهُمْ وَالسَّاعَةُ أَدْهَىٰ

هن جماعت کي وٰ٧١ ۽ پٺي ڏيئي ڀڄندا. وٰ٧٢ بلڪ انهن جو واعدو قيامت تي آهي وٰ٧٣ ۽ قيامت نهايت ڪوڙي ۽ سخت ڪوڙي آهي

وقف لازم

وَأَمَرُّ ﴿٤٦﴾ إِنَّ الْمُجْرِمِينَ فِي ضَلَالٍ وَسُعُرٍ ﴿٤٧﴾ يَوْمَ يُسْحَبُونَ فِي

وٰ٧٤. بيشڪ مجرم گمراهي ۽ چريائپ ۾ آهن. وٰ٧٥ جنهن ڏينهن باهه ۾ پنهنجي منهن ڀر گهليا ويندا

النَّارِ عَلَىٰ وُجُوهِهِمْ ذُوقُوا مَسَّ سَقَرَ ﴿٤٨﴾ إِنَّا كُلَّ شَيْءٍ خَلَقْنَاهُ

۽ فرمايو ويندو چکو دوزخ جي تپش کي. بيشڪ اسان هر شيءِ هڪ اندازي سان پيدا فرمائي

بِقَدَرٍ ﴿٤٩﴾ وَمَا أَمْرُنَا إِلَّا وَاحِدَةٌ كَلَمْحٍ بِالْبَصَرِ ﴿٥٠﴾ وَلَقَدْ أَهْلَكْنَا

وٰ٧٦. ۽ اسان جو ڪم ته هڪ سخن جي ڳالهه آهي جيئن اک ڇنڀڻ وٰ٧٧ ۽ بيشڪ اسان تو هان جي

أَشْيَاعَكُمْ فَهَلْ مِنْ مُدَّكِرٍ ﴿٥١﴾ وَكُلُّ شَيْءٍ فَعَلُوهُ فِي الزُّبُرِ ﴿٥٢﴾ وَكُلُّ

ٺول جا وٰ٧٨ هلاڪ ڪري ڇڏيا پوءِ آهي ڪو ڌيان ڏيڻ وارو. وٰ٧٩ ۽ انهن جو ڪجهه ڪيو سڀ ڪتابن ۾ آهي وٰ٨٠

صَغِيرٍ وَكَبِيرٍ مُسْتَطَرٌ ﴿٥٣﴾ إِنَّ الْمُتَّقِينَ فِي جَنَّاتٍ وَنَهَرٍ ﴿٥٤﴾

۽ هر ننڍي وڏي شيءِ لکيل آهي وٰ٨١ بيشڪ پرهيزگار باغن ۽ ندين ۾ آهن



وٰ٥٧ اسان جي عذاب کان. وٰ٥٨ ۽ انهن جي تصديق نه ڪيائون. وٰ٥٩ ۽ حضرت لوط عليه السلام کي چيائون ته تون اسان جي ۽ پنهنجي مهمانن جي وچ ۾ دخل نه ڏي، انهن کي اسان جي حوالي ڪري ڇڏ ۽ اهو انهن بد نيتي ۽ پليت ارادي سان چيو هو ۽ مهمان ملائڪ هئا. انهن حضرت لوط عليه السلام کي چيو ته تو هان انهن کي ڇڏي ڏيو ۽ گهر اچڻ ڏيون. جڏهن اهي گهر آيا. تڏهن حضرت جبريل عليه السلام هڪ آواز ڪيو.

ف٦٠ فورًا اهي انڌا ٿيا ۽ اکيون ايئن وڃائجي ويون جو نشان به باقي نه رهيو، ۽ اُلٽا ۽ حيرت زده ٿي ڌڪا کائيندا ڦرڻ لڳا، دروازو هٿ نه آيو حضرت لوط عليه السلام انهن کي دروازي مان ٻاهر ڪيو. وٰ٦١ جيڪي حضرت لوط عليه السلام تو هان کي ٻڌايا هئا. وٰ٦٢ جو عذاب آخرت تائين باقي رهندو.

وٰ٦٣ حضرت موسيٰ ۽ هارون عليهما السلام سو فرعونين انهن تي ايمان نه آندو. وٰ٦٤ جيڪي حضرت موسيٰ عليه السلام کي ڏنيون ويون هيون. وٰ٦٥ عذاب سان. وٰ٦٦ اي مڪي وارو. وٰ٦٧ يعني انهن قومن کان زياده قوي ۽ سگهه وارا آهن؟ يا ڪفر ۽ دشمني ۾ انهن کان ڪجهه گهٽ آهن. وٰ٦٨ جو تو هان جي ڪفر جي گرفت نه ٿيندي ۽ تو هان عذاب الاهي کان امن ۾ رهندؤ. وٰ٦٩ مڪي جا ڪافر. وٰ٧٠ محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن کان. وٰ٧١ مڪي جي ڪافرن کي. وٰ٧٢ ۽ ايئن پکڙجي ويندا جو هڪ به قائم نه رهندو. شانِ نزول: بدر جي ڏينهن جڏهن ابو جهل چيو ته اسان سڀ گڏجي بدلو وٺنداسين، ان تي اها آيت لٿي ۽ محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن زره پائي اها آيت تلاوت فرمائي، پوءِ ايئن ئي ٿيو جو محبوب رسول اڪرم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي فتح ٿي ۽ ڪافرن کي شڪست ملي. وٰ٧٣ يعني ان عذاب کان پوءِ انهن جي واسطي قيامت جي عذاب جو واعدو آهي. وٰ٧٤ دنيا جي عذاب کان ان جو عذاب تمام گهڻو سخت آهي. وٰ٧٥ نه سمجهن ٿا نه راهه لهن ٿا (تفسير ڪبير). وٰ٧٦ حڪمت جي تقاضا موجب. شانِ نزول: هيءَ آيت قدرين جي رد ۾ لٿي، جيڪي قدرت الاهي جا منڪر آهن ۽ حادثن کي ستارن وغيره جي طرف منسوب ڪندا آهن. مسئلا: حديث شريف ۾ قدرين کي هن امت جو مجوسي فرمايو ويو آهي ۽ انهن سان ويهڻ، ڳالهائڻ، بيمار ٿيڻ تي انهن جي طبع پرسي ۽ مرڻ تي جنازي ۾ شريڪ ٿيڻ کان منع فرمايو ويو آهي ۽ پڻ انهن کي دجال جو ساٿي قرار ڏنو ويو، اهي بدترين مخلوق آهن. وٰ٧٧ جنهن شيءِ جي پيدا ڪرڻ جو ارادو هجي سا حڪم سان پيدا ٿي ويندي آهي. وٰ٧٨ اڳين امتن جا ڪافر. وٰ٧٩ جيڪي عبرت حاصل ڪن ۽ نصيحت پرائن. وٰ٨٠ يعني ٻانهن جا سڀ اعمال عملن جي نگهبان ملائڪن جي لکت ۾ آهن. وٰ٨١ لوح محفوظ ۾.

ع ١٥ ٣ ١٠

فِيْ مَقْعَدِ صِدْقٍ عِنْدَ مَلِيْكٍ مُّقْتَدِرٍ ﴿٥٥﴾

سچ جي مجلس ۾ عظيم قدرت واري بادشاهي جي درگاهه ۾. ف٨٢

سُوْرَةُ الرَّحْمٰنِ مَدَنِيَّةٌ ٥٥ — ٩٧ | بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ | اٰيَاتُهَا ٧٨ — رُكُوْعَاتُهَا ٣

سورة رحمٰن ف١ مدني آهي ف٢ ۾ الله نهايت مهربان باجهاري جي نالي سان (شروع) ف١ انهتر آيتون ۽ ٽي رڪوع آهن

اَلرَّحْمٰنُ ﴿١﴾ عَلَّمَ الْقُرْاٰنَ ﴿٢﴾ خَلَقَ الْاِنْسَانَ ﴿٣﴾ عَلَّمَهُ الْبَيَانَ ﴿٤﴾

رحمٰن ف٢ پنهنجي محبوب کي قرآن سيکاريو پيدا فرمايائين انسان (جيجان محمّد) کي. (مَا كَانَ وَمَا يَكُوْنُ جو) بيان انکي سيکاريائين ف٣

اَلشَّمْسُ وَالْقَمَرُ بِحُسْبَانٍ ﴿٥﴾ وَّالنَّجْمُ وَالشَّجَرُ يَسْجُدٰنِ ﴿٦﴾ وَالسَّمَآءَ

سج ۽ چنڊ حساب سان آهن ف٤ ۽ ساوڪ ۽ وڻ سجدو ڪن ٿا ف٥ ۽ آسمان کي

رَفَعَهَا وَوَضَعَ الْمِيْزَانَ ﴿٧﴾ اَلَّا تَطْغَوْا فِي الْمِيْزَانِ ﴿٨﴾ وَاَقِيْمُوا الْوَزْنَ

الله بلند ڪيو ف٦ ۽ ترازي رکيائين ف٧ ته ترازي ۾ بي اعتدالي نه ڪيو ف٨ ۽ انصاف سان تور قائم

بِالْقِسْطِ وَلَا تُخْسِرُوا الْمِيْزَانَ ﴿٩﴾ وَالْاَرْضَ وَضَعَهَا لِلْاَنَامِ ﴿١٠﴾

ڪريو ۽ وزن گهٽائي نه ڏيو ۽ زمين رکيائين مخلوق جي واسطي ف٩

فِيْهَا فَاكِهَةٌ وَّالنَّخْلُ ذَاتُ الْاَكْمَامِ ﴿١١﴾ وَالْحَبُّ ذُو الْعَصْفِ وَ

ان ۾ ميوا ۽ پردي وارين کجيون آهن ف١٠ ۽ اناج ڀُهه سان گڏ ف١١

الرَّيْحَانُ ﴿١٢﴾ فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿١٣﴾ خَلَقَ الْاِنْسَانَ مِنْ

۽ خوشبوءِ جا گل پوءِ اي جنّ ۽ اي انسانو توهان پنهنجي رب جي ڪهڙي ڪهڙي نعمت کي ڪوڙو چوندؤ ف١٢ ان انسان کي بنايو

صَلْصَالٍ كَالْفَخَّارِ ﴿١٤﴾ وَخَلَقَ الْجَآنَّ مِنْ مَّارِجٍ مِّنْ نَّارٍ ﴿١٥﴾ فَبِاَيِّ

وڄندڙ مٽي منجهان جهڙي ٺڪري ف١٣ ۽ جن کي پيدا فرمايائين باهه جي صاف شعلي منجهان ف١٤ پوءِ توهان پنهنجي رب جي

اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿١٦﴾ رَبُّ الْمَشْرِقَيْنِ وَرَبُّ الْمَغْرِبَيْنِ ﴿١٧﴾ فَبِاَيِّ

ڪهڙي ڪهڙي نعمت جو انڪار ڪندؤ ٻنهي اوڀر جو رب ۽ ٻنهي اولهه جو رب آهي ف١٥ پوءِ توهان ٻئي پنهنجي رب جي

اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿١٨﴾ مَرَجَ الْبَحْرَيْنِ يَلْتَقِيٰنِ ﴿١٩﴾ بَيْنَهُمَا بَرْزَخٌ لَّا

ڪهڙين ڪهڙين نعمتن جو انڪار ڪندؤ ان ٻه سمنڊ جاري ڪيا ف١٦ جو ڏسڻ ۾ مليل لڳن ٿا ف١٧ ۽ انهن جي وچ ۾

يَبْغِيٰنِ ﴿٢٠﴾ فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٢١﴾ يَخْرُجُ مِنْهُمَا اللُّؤْلُؤُ

پردو آهي جو هڪ ٻئي تي وڌي نٿا سگهن ف١٨ پوءِ توهان ٻئي پنهنجي رب جي ڪهڙين ڪهڙين نعمتن جو انڪار ڪندؤ. انهن مان موتي ۽ مرجان نڪرن ٿا



ف٨٢ يعني سندس بارگاهه جا مقرب آهن.

ف١ سورة رحمٰن مڪي آهي هن ۾ ٽي رڪوع، ڇاهتر يا انهتر آيتون ۽ ٽي سو ايڪونجاهه ڪلما يا لفظ ۽ هڪ هزار ڇهه سؤ چاليهه حرف آهن. ف٢ شان نزول: جڏهن "اُسْجُدُوْا لِلرَّحْمٰنِ" جي آيت نازل ٿي تڏهن مڪي جي ڪافرن چيو ته اسان کي خبر نه آهي ته رحمٰن ڇا آهي. ان تي الله پاڪ الرحمٰن سورة نازل فرمائي. فرمايو ويو ته رحمان جنهن جو توهان انڪار ڪيو ٿا اهوئي ته آهي جنهن قرآن نازل فرمايو ۽ هڪ ٻي قول مطابق جڏهن مڪي وارن چيو ته محمّد (مصطفيٰ صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم) کي ته ڪو بشر سيکاري ٿو ته اها آيت نازل ٿي ۽ الله تعاليٰ فرمايو ته رحمٰن پنهنجي حبيب صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن کي قرآن سيکاريو (خازن). ف٣ هن آيت ۾ انسان مان مُراد محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن آهن ۽ بيان مان مقصد آهي مَا كَانَ وَمَا يَكُوْنُ جو علم ڇو ته محبوب نبي اڪرم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن پهرين ۽ پوين جون خبرون ڏيندا هئا (خازن). ف٤ جو تقدير معين سان پنهنجي برجن ۽ منزلن ۾ سير ڪندا آهن ۽ ان ۾ خلق جي واسطي نفعا آهن وقت جو حساب، سالن ۽ مهينن جو شمار انهن تي آهي. ف٥ الله پاڪ جي حڪم جا فرمانبردار آهن. ف٦ پنهنجي ملائڪن جي رهڻ جي جاءِ ۽ پنهنجي احڪامن جي صادر ٿيڻ جي جاءِ بنايائين. ف٧ جنهن سان شين جو وزن ۽ اندازو معلوم ٿيندو آهي. جيئن ته ڏيتي ليتي ۾ انصاف قائم ڪيو وڃي. ف٨ جيئن ڪنهن جي حق تلفي نه ٿئي.

ف٩ جيئي ان ۾ رهن وسن ۽ ان ۾ آرام ڪن ۽ فائدو وٺن. ف١٠ جن ۾ گهڻي برڪت آهي. ف١١ جيئن ڪڻڪ ۽ جَو وغيره. ف١٢ هن سورت شريف ۾ اها آيت ايڪٽيهه ڀيرا آئي آهي، بار بار نعمتن جو ذڪر فرمائي ارشاد فرمايو ويو ته توهان پنهنجي رب جي ڪهڙين ڪهڙين نعمتن جو انڪار ڪندؤ. هدايت ۽ ارشاد جو اهو بهترين طريقو آهي، جيئن ٻڌندڙ جي ذات کي تنبيهه ٿئي ۽ ان کي پنهنجي جرم ناشڪري جو حال معلوم ٿئي ته ان ڪيتري قدر نعمتن جو انڪار ڪيو آهي ۽ کيس شرم اچڻ گهرجي ۽ کيس شڪر ادا ڪرڻ ۽ اطاعت جي طرف مائل ٿيڻ گهرجي ۽ اهو سمجهي وٺڻ گهرجي ته مٿس الله تعاليٰ جون بيشمار نعمتون آهن. حديث: محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن فرمايو ته اها سورت مون جنن کي ٻڌائي انهن توهان کان سهڻو جواب ڏنو جڏهن مون فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ جي آيت پڙهي تڏهن انهن چيو اي رب اسان تنهنجي ڪنهن به آيت جو انڪار نٿا ڪريون، تنهنجي واسطي ئي تعريف آهي (ترمذي چيو اها حديث غريب آهي). ف١٣ يعني سڪي مٽي مان جيڪا وڄائڻ سان وڄي ۽ کاشي وڄڻ جو آواز ڏئي. پوءِ اها مٽي آلي ڪيائين جو گاري وانگر ٿي وئي، پوءِ ان کي گاريائين جو ڪري گپ وانگر ٿي وئي. ف١٤ يعني خالص بنا دونهين واري شعلي مان. ف١٥ ٻن اوڀرن ۽ ٻن اولهن مان مراد گرمي ۽ سردي ۾ سج ابرڻ ۽ لهڻ جون ٻه جايون مُراد آهن. ف١٦ مٺو ۽ کارو. ف١٧ نه انهن جي وچ ۾ ظاهر ۾ ڪو سنڌ وآهي نه ٿي. ف١٨ الله تعاليٰ جي قدرت سان. ف١٩ هر هڪ پنهنجي حد تي رهي ٿو ۽ ڪنهن جو به ذائقو تبديل نه ٿو ٿئي.

وَالْمَرْجَانُ ﴿٢٢﴾ فَبِأَيِّ آلَاءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبَانِ ﴿٢٣﴾ وَلَهُ الْجَوَارِ الْمُنْشَآتُ

پوءِ توهان ٻئي پنهنجي رب جي ڪهڙين ڪهڙين نعمتن جو انڪار ڪندؤ ۽ انهيءَ جي واسطي آهن اهي هلندڙ (ٻيڙا) جو درياءَ ۾ اڀريل آهن

فِي الْبَحْرِ كَالْأَعْلَامِ ﴿٢٤﴾ فَبِأَيِّ آلَاءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبَانِ ﴿٢٥﴾ كُلُّ مَنْ عَلَيْهَا

پهاڙ وانگر ف٢٠. پوءِ توهان پنهنجي رب جي ڪهڙي ڪهڙي نعمت جو انڪار ڪندؤ. زمين تي جيترا به آهن

فَانٍ ﴿٢٦﴾ وَّيَبْقَىٰ وَجْهُ رَبِّكَ ذُو الْجَلَالِ وَالْإِكْرَامِ ﴿٢٧﴾ فَبِأَيِّ آلَاءِ

سڀني کي فنا آهي. ف٢١ ۽ باقي آهي تنهنجي رب جي ذات عظمت ۽ بزرگيءَ واري ف٢٢ پوءِ توهان پنهنجي رب

رَبِّكُمَا تُكَذِّبَانِ ﴿٢٨﴾ يَسْأَلُهُ مَنْ فِي السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ ۚ كُلَّ يَوْمٍ

جي ڪهڙي ڪهڙي نعمت جو انڪار ڪندؤ. انهيءَ جا سوالي آهن جيترا به آسمانن ۽ زمين ۾ آهن ف٢٣ هر ڏينهن اهو هڪ

هُوَ فِي شَأْنٍ ﴿٢٩﴾ فَبِأَيِّ آلَاءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبَانِ ﴿٣٠﴾ سَنَفْرُغُ لَكُمْ أَيُّهَ

ڪم ۾ آهي ف٢٤ پوءِ پنهنجي رب جي ڪهڙي ڪهڙي نعمت جو انڪار ڪندؤ. جلد سڀ اڪيلا ڪم نبيري اسان توهان جي حساب جو ارادو

الثَّقَلَانِ ﴿٣١﴾ فَبِأَيِّ آلَاءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبَانِ ﴿٣٢﴾ يَا مَعْشَرَ الْجِنِّ وَالْإِنْسِ

فرمائينداسين اي ٻنهي ڳرن ٽولن ف٢٥ پوءِ پنهنجي رب جي ڪهڙي ڪهڙي نعمت جو انڪار ڪندؤ. اي جن ۽ انسان جي جماعت،

إِنِ اسْتَطَعْتُمْ أَنْ تَنْفُذُوا مِنْ أَقْطَارِ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ

جيڪڏهن توهان نڪري سگهو ٿا آسمان ۽ زمين جي ڪنارن کان ته پوءِ نڪري وڃو جتي به نڪري ويندؤ

فَانْفُذُوا ۚ لَا تَنْفُذُونَ إِلَّا بِسُلْطَانٍ ﴿٣٣﴾ فَبِأَيِّ آلَاءِ رَبِّكُمَا

اتي انهيءَ جي بادشاهي آهي ف٢٦ پوءِ پنهنجي رب جي ڪهڙي ڪهڙي نعمت جو انڪار ڪندؤ. توهان تي ف٢٧ ڇڏي ويندي

تُكَذِّبَانِ ﴿٣٤﴾ يُرْسَلُ عَلَيْكُمَا شُوَاظٌ مِنْ نَارٍ وَنُحَاسٌ فَلَا تَنْتَصِرَانِ ﴿٣٥﴾

بغير دونهين جي خالص باهه جي جهي ۽ بغير جهيءَ جي ڪارو دونهون ف٢٨ پوءِ بدلو نه وٺي سگهندؤ ف٢٩ پوءِ پنهنجي رب جي ڪهڙي

فَبِأَيِّ آلَاءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبَانِ ﴿٣٦﴾ فَإِذَا انْشَقَّتِ السَّمَاءُ فَكَانَتْ وَرْدَةً

نعمت جو انڪار ڪندؤ. پوءِ جڏهن آسمان ڦاٽي پوندو ته گلاب جي گل وانگر ٿي ويندو ف٣٠ جهڙو ڳاڙهو چمڙو.

كَالدِّهَانِ ﴿٣٧﴾ فَبِأَيِّ آلَاءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبَانِ ﴿٣٨﴾ فَيَوْمَئِذٍ لَا يُسْأَلُ عَنْ

پوءِ پنهنجي رب جي ڪهڙي ڪهڙي نعمت جو انڪار ڪندؤ. پوءِ ان ڏينهن ف٣١ گنهگار کان سندس گناهه جي پڇا نه ٿيندي

ذَنْبِهِ إِنْسٌ وَلَا جَانٌّ ﴿٣٩﴾ فَبِأَيِّ آلَاءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبَانِ ﴿٤٠﴾ يُعْرَفُ

ڪنهن ماڻهوءَ کان ۽ نه جن کان ف٣٢ پوءِ پنهنجي رب جي ڪهڙي ڪهڙي نعمت جو انڪار ڪندؤ. مجرم پنهنجي شڪل مان سڃاتا ويندا

منزل ٧

ف٢٠ جن شين مان اهي ٻيڙيون ٺاهيون وڃن ٿيون، اهي به الله تعاليٰ پيدا ڪيون ۽ انهن کي ترتيب ڏيڻ ۽ ٻيڙي ٺاهڻ ۽ ڪاريگري ڪرڻ جو عقل به الله تعاليٰ پيدا ڪيو ۽ دريائن ۾ انهن ٻيڙين جو هلڻ ۽ ترڻ اهو سڀ الله تعاليٰ جي قدرت جا نشان آهي.

ع ٢٥ النصف ١١

ف٢١ هر ساهه وارو وغيره هلاڪ ٿيڻ وارو آهي.

ف٢٢ جو اهو خلق جي فنا کان پوءِ انهن کي زنده ڪندو ۽ ابدي زندگي عطا فرمائيندو ۽ ايمان وارن تي لطف ۽ ڪرم فرمائيندو.

ف٢٣ ملائڪ هجن يا جن يا انسان يا ٻي ڪا مخلوق ڪو به ان کان بي نياز نه آهي، سڀ ان جي فضل جا محتاج آهن ۽ حال ۽ قال جي زبان سان ان جي دربار ۾ سوالي آهن.

ف٢٤ يعني هر وقت پنهنجي قدرت جا نشان ظاهر فرمائي ٿو، ڪنهن کي روزي ڏئي ٿو، ڪنهن کي ماري ٿو، ڪنهن کي جيارڻ ٿو، ڪنهن کي عزت ڏئي ٿو، ڪنهن کي ذلت، ڪنهن کي شاهوڪار ڪري ٿو ڪنهن کي محتاج، ڪنهن جا گناهه بخشي ٿو، ڪنهن جي تڪليف ختم ڪري ٿو. شان نزول:- چيو ويو آهي ته هيءَ آيت يهودين جي رد ۾ نازل ٿي جيڪي چوندا هئا ته الله تعاليٰ ڇنڇر جي ڏينهن ڪو ڪم نه ٿو ڪري. انهن جي قول جو ڪوڙ ظاهر فرمايو ويو. منقول آهي ته هڪ بادشاهه پنهنجي وزير کان هن آيت جي معنيٰ معلوم ڪئي، ان هڪ ڏينهن جي مهلت گهري ۽ ڏاڍو متفڪر ۽ مغموم ٿي ڪري پنهنجي گهر آيو. سندس حبشي غلام کيس پريشان ڏسي ڪري چيو ته اي منهنجا آقا! توهان کي ڪهڙي مصيبت پيش آئي، بيان ڪريو. وزير بيان ڪيو ته غلام چيو ته ان جي معنيٰ بادشاهه کي مان سمجهائيندس. وزير ان کي بادشاهه جي اڳيان پيش ڪيو، غلام چيو ته اي بادشاهه! الله تعاليٰ جو شان اهو آهي ته اهو رات کي ڏينهن ۾ داخل ڪري ٿو ۽ ڏينهن کي رات ۾ ۽ مئل مان زنده ڪڍي ٿو ۽ جيئري مان مئل ۽ بيمار کي تندرستي ڏئي ٿو ۽ تندرست کي بيمار ڪري ٿو، مصيبت واري کي آزادي ڏئي ٿو ۽ بي غمن کي مصيبت ۾ مبتلا ڪري ٿو، عزت وارن کي ذليل ڪري ٿو، ذليلن کي عزت ڏئي ٿو، مالدارن کي محتاج ڪري ٿو ۽ محتاجن کي مالدار. بادشاهه غلام جو جواب پسند ڪيو ۽ وزير کي حڪم ڏنو ته غلام کي وزارت جي پوشاڪ پهرائي. غلام وزير کي چيو اي آقا! اهي به الله تعاليٰ جو هڪ شان آهي.

ف٢٥ جن ۽ انس جا.

ف٢٦ توهان ان کان ڪاڏي ڀڄي نه ٿا سگهو. ف٢٧ قيامت جي ڏينهن، جڏهن توهان قبرن مان نڪرندؤ. ف٢٨ حضرت مترجم قدس سرهٗ فرمايو شعلي ۾ دونهون هجي ته ان جا سمورا جزا ساڙڻ وارا نه هوندا، جو زمين جا جزا شامل آهن، جن مان دونهون نهي ٿو ۽ دونهين ۾ شعلو هجي ته اهو پورو ڪارو ۽ اونداهو نه هوندو ۽ جو شعلي جي رنگت شامل آهي انهن تي سواءِ دونهين جي شعلو موڪليو ويندو. جنهن جا سڀ جزا ساڙڻ وارا ۽ بي شعلي دونهون جيڪو سخت ڪارو ۽ اونداهو ۽ انهيءَ جي سڀ ڪريم جي پناهه. ف٢٩ ان عذاب کان نه بچي سگهندؤ ۽ پاڻ ۾ هڪ ٻئي جي مدد نه ڪري سگهندؤ، بلڪ هي شعلو ۽ دونهون توهان کي محشر جي ميدان جي طرف وٺي هلندا ۽ اڳ ۾ ان جي خبر ڏيڻ به الله تعاليٰ جو لطف ۽ ڪرم آهي ته جيئن ان جي نافرماني کان پري رهي ڪري پنهنجو پاڻ کي ان مصيبت کان بچائي سگهو. ف٣٠ جو جڳهه جڳهه کان چيرجي ۽ رنگت جو ڳاڙهو (حضرت مترجم قدس سرهٗ). ف٣١ يعني جڏهن قبرن مان اٿاريا ويندا ۽ آسمان ڦاٽندو. ف٣٢ ان ڏينهن ملائڪ ڏوهين کان معلوم نه ڪندا، انهن جون صورتون ئي ڏسي ڪري سڃاڻي وٺندا ۽ سوال ٻئي وقت ٿيندو، جڏهن ماڻهو موقف (بيهڻ جي جاءِ) ۾ گڏ ٿيندا.

41

الْمُجْرِمُوْنَ بِسِيْمٰهُمْ فَيُؤْخَذُ بِالنَّوَاصِيْ وَالْاَقْدَامِ ﴿٤١﴾ فَبِاَيِّ اٰلَآءِ

و٣٣ پوءِ پيشاني ۽ ٽنگن کان جهلي جهنم ۾ اُڇلايا ويندا. و٣٤ پوءِ پنهنجي رب جي ڪهڙي ڪهڙي نعمت جو

رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٤٢﴾ هٰذِهٖ جَهَنَّمُ الَّتِيْ يُكَذِّبُ بِهَا الْمُجْرِمُوْنَ ﴿٤٣﴾

انڪار ڪندؤ. و٣٥ هي آهي جهنم جنهن کي مجرم ڪوڙو چوندا هئا. چڪر هڻندا ان ۾

يَطُوْفُوْنَ بَيْنَهَا وَبَيْنَ حَمِيْمٍ اٰنٍ ﴿٤٤﴾ فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٤٥﴾

۽ نهايت سخت ٽهڪندڙ پاڻي ۾. و٣٦ پوءِ پنهنجي رب جي ڪهڙي ڪهڙي نعمت جو انڪار ڪندؤ. ۽ جيڪو پنهنجي رب

وَلِمَنْ خَافَ مَقَامَ رَبِّهٖ جَنَّتٰنِ ﴿٤٦﴾ فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٤٧﴾

جي درگاه ۾ بيهڻ کان ڊڄي و٣٧ ان جي واسطي ٻه جنتون آهن و٣٨ پوءِ پنهنجي رب جي ڪهڙي ڪهڙي نعمت جو انڪار ڪندؤ. گهڻن ٽارين وارين و٣٩

ذَوَاتَآ اَفْنَانٍ ﴿٤٨﴾ فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٤٩﴾ فِيْهِمَا عَيْنٰنِ تَجْرِيٰنِ ﴿٥٠﴾

پوءِ پنهنجي رب جي ڪهڙي ڪهڙي نعمت جو انڪار ڪندؤ. انهن ۾ ٻه چشما وهن ٿا و٤٠ پوءِ پنهنجي رب جي ڪهڙي ڪهڙي

فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٥١﴾ فِيْهِمَا مِنْ كُلِّ فَاكِهَةٍ زَوْجٰنِ ﴿٥٢﴾

نعمت جو انڪار ڪندؤ. انهن ۾ هر ميوو آهي ٻن ٻن قسمن جو. پوءِ پنهنجي رب جي ڪهڙين نعمتن جو

فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٥٣﴾ مُتَّكِـِٕيْنَ عَلٰى فُرُشٍۭ بَطَآئِنُهَا مِنْ

انڪار ڪندؤ ۽ اهڙين پٿرڻين تي ٽيڪ لڳائيندڙ هوندا جنهن جو استر ٿلهي ريشم جو هوندو و٤١

اِسْتَبْرَقٍ ؕ وَجَنَا الْجَنَّتَيْنِ دَانٍ ﴿٥٤﴾ فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٥٥﴾

۽ ٻنهي جا ميوا ايترو هيٺ هوندا جو هيٺان کان پٽي وٺ. و٤٢ پوءِ پنهنجي رب جي ڪهڙين نعمتن جو انڪار ڪندؤ. انهن

فِيْهِنَّ قٰصِرٰتُ الطَّرْفِ ۙ لَمْ يَطْمِثْهُنَّ اِنْسٌ قَبْلَهُمْ وَلَا جَآنٌّ ﴿٥٦﴾

پٿرڻين تي اهي عورتون آهن جن مڙس کان سواءِ ٻي ڪي اک کڻي نهاريو نه آهي و٤٣ انهن کان اڳي انهن کي نه ڪنهن انسان هٿ لاتو نه جن

فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٥٧﴾ كَاَنَّهُنَّ الْيَاقُوْتُ وَالْمَرْجَانُ ﴿٥٨﴾

پوءِ پنهنجي رب جي ڪهڙي، ڪهڙي نعمت جو انڪار ڪندؤ. جڻ ته اهي لعل ۽ ياقوت ۽ مرجان آهن و٤٤ پوءِ پنهنجي رب

فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٥٩﴾ هَلْ جَزَآءُ الْاِحْسَانِ اِلَّا الْاِحْسَانُ ﴿٦٠﴾

جي ڪهڙي ڪهڙي نعمت جو انڪار ڪندؤ. نيڪي جو بدلو ڇا آهي سواءِ نيڪي جي و٤٥ پوءِ پنهنجي

فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٦١﴾ وَمِنْ دُوْنِهِمَا جَنَّتٰنِ ﴿٦٢﴾ فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا

رب جي ڪهڙين نعمتن جو انڪار ڪندؤ. ۽ انهن کان سواءِ ٻه باغ ٻيا آهن و٤٦ پوءِ پنهنجي رب جي ڪهڙي

و٣٣ جو انهن جا منهن ڪارا هوندا ۽ اکيون ڪيريون هونديون.

و٣٤ پيرن ۽ جي پويان آڻي ڪري پيشانين سان ملايا ويندا ۽ گهلي ڪري جهنم ۾ وڌا ويندا ۽ هي ٻه چيو ويو آهي ته ڪي پيشاني ۾ گهليا ويندا ۽ ڪي پيرن ۾.

و٣٥ ۽ انهن کي چيو ويندو.

و٣٦ جو جڏهن جهنم جي باهه کان جلي پچي ڪري فرياد ڪندا ته انهن کي ٽهڪندڙ پاڻي پياريو ويندو ۽ ان جي عذاب ۾ مبتلا ڪيا ويندا. خدا پاڪ جي نافرماني جي ان انجام کان آگاه فرمائڻ به الله تعالىٰ جي نعمت آهي.

و٣٧ يعني جنهن کي پنهنجي رب جي حضور ۾ قيامت جي ڏينهن موقف ۾ حساب جي لاءِ خوف هجي ۽ اهو نافرماني ڇڏي ۽ فرض ادا ڪري.

و٣٨ جنتِ عدن ۽ جنت نعيم ۽ هي ٻه چيو ويو آهي ته هڪ جنت رب کان ڊڄڻ جو صلو ۽ ٻي جنت شهوتن ڇڏڻ جو صلو.

و٣٩ هر ٽاري ۾ قسم قسم جا ميوا.

و٤٠ هڪ مٺي پاڻي جو ٻيو پاڪ شراب جو يا هڪ تسنيم ٻيو سلسبيل.

و٤١ يعني سنگين ريشم جو جڏهن استر جو اهو حال آهي ته پوءِ ابرا ڪهڙو هوندو ۽ سبحان الله!.

و٤٢ حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته وڻ ايترو ويجهو هوندو جو الله تعالىٰ جا پيارا بيٺي ان جو ميوو چونڊي وٺندا.

و٤٣ جنتي بيبيون، پنهنجي مڙس کي چوندي ته مون کي پنهنجي رب جي عزت ۽ جلال جو قسم! جنت ۾ مون کي ڪا شيءِ تو کان وڌيڪ سٺي معلوم نٿي ٿئي، پوءِ ان خدا جو حمد، جنهن تو کي منهنجو مڙس ڪيو ۽ مون کي تنهنجي بيبي بنايو.

و٤٤ صفائي ۽ خوش رنگي ۾. حديث شريف ۾ آهي ته جنتي حورن جي بدن جي صفائي جي هيءَ حالت آهي جو انهن جي پني جو مغز اهڙي طرح نظر اچي ٿو، جهڙي طرح شيشي جي صراحي ۾ ڳاڙهو شراب.

و٤٥ يعني جنهن دنيا ۾ نيڪي ڪئي، ان جي جزا آخرت ۾ احسان الاهي آهي. حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته جيڪو لا اله الا الله جو قائل هجي ۽ شريعت محمديه تي عامل هجي ته ان جي جزا جنت آهي.

و٤٦ حديث شريف ۾ آهي ته ٻه جنتون ته اهڙيون آهن، جن جا ٿانوَ ۽ سامان چاندي جا آهن ۽ ٻه جنتون اهڙيون آهن، جن جا ٿانو ۽ سامان سون جا آهن ۽ هڪ قول هي به آهي ته پهريون ٻه جنتون سون ۽ چانديءَ جون ۽ ٻيون ٻه ياقوت ۽ زبرجد جون.

تُكَذِّبٰنِ ﴿٦٣﴾ مُدْهَآمَّتٰنِ ﴿٦٤﴾ فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٦٥﴾ فِيْهِمَا

نعمت جو انڪار ڪندؤ. نهايت ساوڪ جي ڪري سياهي جي جهلڪ ڏيئي رهيا آهن. پوءِ پنهنجي رب جي ڪهڙي نعمت جو انڪار ڪندؤ. انهن ۾

عَيْنٰنِ نَضَّاخَتٰنِ ﴿٦٦﴾ فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٦٧﴾ فِيْهِمَا فَاكِهَةٌ

ٻه چشما آهن ڇلڪندڙ. پوءِ پنهنجي رب جي ڪهڙين نعمتن جو انڪار ڪندؤ. انهن ۾ ميوا

وَّنَخْلٌ وَّرُمَّانٌ ﴿٦٨﴾ فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٦٩﴾ فِيْهِنَّ خَيْرٰتٌ

۽ کجيون ۽ ڏاڙهون آهن پوءِ پنهنجي رب جي ڪهڙين نعمتن جو انڪار ڪندؤ. انهن ۾ عورتون آهن نيڪ سيرت ۽ خوب

حِسَانٌ ﴿٧٠﴾ فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٧١﴾ حُوْرٌ مَّقْصُوْرٰتٌ فِى الْخِيَامِ ﴿٧٢﴾

صورت. پوءِ پنهنجي رب جي ڪهڙين نعمتن جو انڪار ڪندؤ. حورون آهن شاميانن ۾ پرده نشين ڪ٢.

فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٧٣﴾ لَمْ يَطْمِثْهُنَّ اِنْسٌ قَبْلَهُمْ وَلَا

پوءِ پنهنجي رب جي ڪهڙين نعمتن جو انڪار ڪندؤ. جن کي انهن کان اڳي نه ته ڪنهن انسان هٿ لڳايو

جَآنٌّ ﴿٧٤﴾ فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٧٥﴾ مُتَّكِئِيْنَ عَلٰى رَفْرَفٍ

۽ نه جن. پوءِ پنهنجي رب جي ڪهڙين نعمتن جو انڪار ڪندؤ. ڪ٤ ٽيڪ لڳايو ويٺل هوندا ساوين پٿرڻين ۽

خُضْرٍ وَّعَبْقَرِيٍّ حِسَانٍ ﴿٧٦﴾ فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٧٧﴾

خوب صورت چٽيل چادرن تي پوءِ پنهنجي رب جي ڪهڙين نعمتن جو انڪار ڪندؤ.

تَبٰرَكَ اسْمُ رَبِّكَ ذِى الْجَلٰلِ وَالْاِكْرَامِ ﴿٧٨﴾

وڏي برڪت وارو آهي تنهنجي رب جو نالو جيڪو عظمت ۽ بزرگي وارو

ع ٣ — ٣٣ — ١٣

سُوْرَةُ الْوَاقِعَةِ مَكِّيَّةٌ ٥٦ — ٤٦ — اٰيَاتُهَا ٩٦ — رُكُوْعَاتُهَا ٣

سُورة واقعه مڪي آهي ۾ ڇهانوي آيتون ۽ ٽي رڪوع آهن

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ڪ١

اِذَا وَقَعَتِ الْوَاقِعَةُ ﴿١﴾ لَيْسَ لِوَقْعَتِهَا كَاذِبَةٌ ﴿٢﴾ خَافِضَةٌ رَّافِعَةٌ ﴿٣﴾

جڏهن ٿي پوندي اها ٿيڻ واري ڪ٢ ان وقت ان جي ٿيڻ ۾ ڪنهن کي انڪار جي گنجائش نه هوندي. ڪنهن کي جهڪو ڪندڙ ڪ٣ ڪنهن کي بلندي

اِذَا رُجَّتِ الْاَرْضُ رَجًّا ﴿٤﴾ وَّبُسَّتِ الْجِبَالُ بَسًّا ﴿٥﴾ فَكَانَتْ هَبَآءً

ڏيندڙ ڪ٤ جڏهن زمين ڌڏڻ لڳندي سخت ڌڏڻ. ڪ٥ ۽ پهاڙ ذرا ذرا ٿي ويندا اڏرو ٿي — جيئن ڪرڙڪي کان سج جي

وقف لازم

ڪ٤ جو انهن خيمن مان ٻاهر نه ٿيون نڪرن، هي انهن جي شرافت ۽ عزت آهي. حديث شريف ۾ آهي ته جيڪڏهن جنتي عورتن مان زمين جي طرف ڪنهن جي جهلڪ پئجي وڃي ته پوءِ زمين ۽ آسمان جي وچ واري سموري فضا روشن ٿي وڃي ۽ خوشبوءِ سان ڀرجي وڃي ۽ انهن جا خيما موتين ۽ زبرجد جا هوندا. ڪ٢٨ انهن جا مرتبا جنت ۾ عيش ڪندا ::::

ڪ١ سورة واقعه مڪي آهي "اَفَبِهٰذَا الْحَدِيْثِ" ۽ "ثُلَّةٌ مِّنَ الْاَوَّلِيْنَ" آيتن کان سواءِ. هن سورت ۾ ٽي رڪوع، ڇهانوي يا ستانوي آيتون يا نوانوي آيتون، ٽي سو اٺهتر ڪلما ۽ هڪ هزار ستٽ سو ٽي حرف آهن. امام بغوي هڪ حديث بيان ڪئي آهي محبوب سيد عالم صلى الله تعالى عليه واله وسلم جن فرمايو ته جيڪو شخص سورة واقعه کي هر رات پڙهي، سو بک کان هميشه محفوظ رهندو (خازن). ڪ٢ يعني جڏهن قيامت قائم ٿيئي، جيڪا ضرور ٿيڻ واري آهي. ڪ٣ جهنم ۾ ڪيرائي ڪري. ڪ٤ جنت ۾ داخل ڪرڻ سان گڏ. حضرت ابن عباس رضى الله تعالى عنهما فرمايو ته جيڪي ماڻهو دنيا ۾ اوچا هئا، قيامت تن کي هيٺ ڪندي ۽ جيڪي دنيا ۾ هيٺا نهين ۾ هئا، تن جا مرتبا بلند ڪندي ۽ هي ٻه چيو ويو آهي ته نافرمانن کي هيٺ ڪندي ۽ فرمانبردارن کي بلند. ڪ٥ ايستائين جو سموريون عمارتون ڪري پونديون.

مُّنۢبَثًّا ۝٦ وَّكُنۡتُمۡ اَزۡوَاجًا ثَلٰثَةً ۝٧ فَاَصۡحٰبُ الۡمَيۡمَنَةِ ۙ مَاۤ اَصۡحٰبُ

روشني ۾ غبار جا ذرڙا ٿي پيا. ۽ توهان ٽن قسمن تي ٿيندؤ. پوءِ سڄي طرف وارا کهڙا (چڱا آهن) سڄي طرف وارا

الۡمَيۡمَنَةِ ۝٨ وَاَصۡحٰبُ الۡمَشۡـئَمَةِ ۙ مَاۤ اَصۡحٰبُ الۡمَشۡـئَمَةِ ۝٩ وَالسّٰبِقُوۡنَ

۽ کٻي طرف وارا ٨ کهڙا آهن کٻي طرف وارا ٩. ۽ اڳرائي جي گوءِ کٽڻ وارا اُهي ته

السّٰبِقُوۡنَ ۝١٠ اُولٰٓـئِكَ الۡمُقَرَّبُوۡنَ ۝١١ فِىۡ جَنّٰتِ النَّعِيۡمِ ۝١٢ ثُلَّةٌ مِّنَ

گوءِ کٽي ويا. اهي ئي درگاهه جا مقرب آهن. آرام جي باغن ۾. اڳين مان هڪ ٽولو

الۡاَوَّلِيۡنَ ۝١٣ وَقَلِيۡلٌ مِّنَ الۡاٰخِرِيۡنَ ۝١٤ عَلٰى سُرُرٍ مَّوۡضُوۡنَةٍ ۝١٥

۽ پوين مان ٿورڙا. ١٢ جڙاءُ دار تختن تي هوندا ١٣ انهن تي ٽيڪ لڳائيندڙ

مُّتَّكِـئِيۡنَ عَلَيۡهَا مُتَقٰبِلِيۡنَ ۝١٦ يَطُوۡفُ عَلَيۡهِمۡ وِلۡدَانٌ مُّخَلَّدُوۡنَ ۝١٧

هڪ ٻئي جي آمهون سامهون ١٤ انهن جي چؤطرف ڦرندا رهندا ١٥ هميشه رهڻ وارا ڇوڪرا ١٦ آبخورا

بِاَكۡوَابٍ وَّاَبَارِيۡقَ ۙ وَكَاۡسٍ مِّنۡ مَّعِيۡنٍ ۝١٨ لَّا يُصَدَّعُوۡنَ عَنۡهَا

۽ ڪوزا (ڪٽي) ۽ پيالا اکين آڏو جاري شراب جو جنهن جي ڪري نه انهن کي ٿي ۾ سور پوي ۽ نه ئي هوش ۾ فرق اچي ١٧ ۽

وَلَا يُنۡزِفُوۡنَ ۝١٩ وَفَاكِهَةٍ مِّمَّا يَتَخَيَّرُوۡنَ ۝٢٠ وَلَحۡمِ طَيۡرٍ مِّمَّا

ميوا جيڪي پسند ڪن ۽ پکين جو گوشت جيڪي چاهن ١٨ ۽ وڏين اکين واريون

يَشۡتَهُوۡنَ ۝٢١ وَحُوۡرٌ عِيۡنٌ ۝٢٢ كَاَمۡثَالِ اللُّؤۡلُـؤِ الۡمَكۡنُوۡنِ ۝٢٣ جَزَآءًۢ

حورون. ١٩ جيئن لڪائي رکيل موتي ٢٠. انعام انهن جي عملن جو

بِمَا كَانُوۡا يَعۡمَلُوۡنَ ۝٢٤ لَا يَسۡمَعُوۡنَ فِيۡهَا لَغۡوًا وَّلَا تَاۡثِيۡمًا ۝٢٥ اِلَّا قِيۡلًا

٢١ نه ان ۾ ٻڌندا ڪا بيڪار ڳالهه نه گنهگاري جي ٢٢. ها ٻُڌهي چوڻ هوندو سلام

سَلٰمًا سَلٰمًا ۝٢٦ وَاَصۡحٰبُ الۡيَمِيۡنِ ۙ مَاۤ اَصۡحٰبُ الۡيَمِيۡنِ ۝٢٧ فِىۡ سِدۡرٍ

٢٣ سلام ۽ سڄي طرف وارا ڪهڙا نه چڱا آهن سڄي طرف وارا ٢٤ بغير ڪنڊي جي ٻيرين ۾

مَّخۡضُوۡدٍ ۝٢٨ وَّطَلۡحٍ مَّنۡضُوۡدٍ ۝٢٩ وَّظِلٍّ مَّمۡدُوۡدٍ ۝٣٠ وَّمَآءٍ مَّسۡكُوۡبٍ ۝٣١

۽ ڪيلي جي ڇڳن ۾. ٢٥ ۽ هميشه جي ڇانوَ ۾. ۽ هميشه وهندڙ پاڻي ۾.

وَّفَاكِهَةٍ كَثِيۡرَةٍ ۝٣٢ لَّا مَقۡطُوۡعَةٍ وَّلَا مَمۡنُوۡعَةٍ ۝٣٣ وَّفُرُشٍ مَّرۡفُوۡعَةٍ ۝٣٤

۽ گهڻن ئي ميون ۾ جيڪي نه ختم ٿين ٢٦ ۽ نه انهن کان روڪيو وڃي ٢٧ ۽ مٿانهين پٿرڻين تي ٢٨



ف٦ يعني جن جا اعمال نامه سندن ساڄن هٿن ۾ ڏنا ويندا. ف٧ هي سندن شان جي تعظيم جي لاءِ فرمايائين، سي وڏو شان رکن ٿا، نيڪ بخت آهن جنت ۾ داخل ٿيندا. ف٨ جن کي سندن اعمالنامه کاٻن هٿن ۾ ڏنا ويندا. ف٩ هي انهن جي شان جي تحقير فرمايائين ته اهي بد بخت آهن، جهنم ۾ داخل ٿيندا. ف١٠ نيڪين ۾. ف١١ جنت ۾ داخل ٿيڻ ۾ حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته اهي هجرت ۾ سبقت ڪرڻ وارا آهن، جو آخرت ۾ جنت جي طرف سبقت ڪندا. هڪ قول هي آهي ته اهي اسلام جي طرف سبقت ڪرڻ وارا آهن ۽ هڪ قول هي به آهي ته اُهي مهاجر ۽ انصار آهن، جن ٻنهي قبلن جي طرف نمازون پڙهيون. ف١٢ يعني سبقت وارا اڳين مان گهڻا آهن ۽ پوين مان ٿورا. اڳين مان مُراد يا ته پهريون امتون آهن، حضرت آدم عليه السلام جي زماني کان اسان جي محبوب سرڪار سيد عالم حضرت پيغمبر ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي مقدس زماني مبارڪ تائين، جيئن جو گهڻن مفسرن جو قول آهي، پر هو قول نهايت ضعيف آهي، جيتوڻيڪ مفسرن ان جي ضعف جي سببن جي جواب ۾ گهڻا ئي سبب ڏنا آهن. تفسير ۾ صحيح قول هي آهي ته اڳين مان امتِ محمّديه جا ئي پهريان ماڻهو مهاجرن ۽ انصارن مان، جيڪي سابقين اولين آهن اهي مُراد آهن ۽ پوين مان انهن کان پوءِ وارا. حديثن مان به ان جي تائيد ٿئي ٿي. مرفوع حديث ۾ آهي ته اولين ۽ آخرين هتي انهيءَ امت جا اڳيان ۽ پويان آهن ۽ هي به روايت ٿيل آهي ته حضور محبوب سرور ڪونين صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ته ٻئي ٽولا منهنجي امت جا ئي آهن (تفسير ڪبير، بحر العلوم وغيره). ف١٣ جن ۾ لعل، ياقوت موتي وغيره جواهر جڙيل هوندا. ف١٤ سهڻي عشرت سان گڏ شان ۽ ديد ۾ سان هڪ ٻئي کي ڏسي ڪري مسرور ۽ خوش ٿيندا. ف١٥ خدمت جي آداب سان. ف١٦ جيڪي نه مرن نه پوڙها ٿين نه انهن ۾ تبديلي اچي. اهي الله تعالیٰ جنتين جي خدمت جي لاءِ جنت ۾ پيدا فرمايا. ف١٧ دنيا جي شراب جي خلاف، جوان جي پيئڻ سان حواس بگڙيل ٿي وڃن ٿا. ف١٨ حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته جيڪڏهن جنتي کي پکين جي گوشت جي خواهش ٿيندي ته ان جي مرضي مطابق پکي اڏرندو اڳيان ايندو ۽ رڪابي ۾ اچي پوندو ۽ اڳيان پيش ٿيندو، جنتي ان مان جيترو گهرندو کائيندو، پوءِ اهو اڏامي ويندو (خازن). ف١٩ انهن جي لاءِ هونديون. ف٢٠ يعني جيئن موتي سپ ۾ لڪل هوندو آهي، جو نه ان کي ڪنهن جي هٿ ڇُهيو، نه اُس لڳي ۽ نه هوا لڳي، ان جي صفائي پنهنجي انتها تي آهي. اهڙي طرح اهي حُورون ڪنواريون هونديون. هي به روايت ٿيل آهي ته حُورن جي مُشڪڻ سان جنت ۾ نور چمڪندو ۽ جڏهن اهي هلنديون ته انهن جي هٿن ۽ پيرن جي زيورن مان تقديس ۽ تمجيد جا آواز ايندا ۽ ياقوتي هار انهن جي ڳچين جي حُسن ۽ خوبي سان ٽڙندا. ف٢١ جو دُنيا ۾ انهن فرمانبرداري ڪئي. ف٢٢ يعني جنت ۾ ڪا نا پسند ۽ ڪوڙي ڳالهه ٻُڌڻ ۾ نه ايندي. ف٢٣ جنتي پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي سلام ڪندا، ملائڪ جنتين کي سلام ڪندا. الله رب العزت جي طرف کان، انهن جي طرف سلام ايندو. هي حال ته سابقين مقربين جو هو، هن کان پوءِ جنتين جي ٻي ٽولي اصحاب اليمين جو ذڪر فرمايو ٿو وڃي. ف٢٤ انهن جو عجيب شان آهي، جو الله تعالیٰ جي حضور ۾ معزز ۽ مڪرم آهن. ف٢٥ جن جا وڻ پاڙ کان چوٽيءَ تائين ميون سان ڀريل هوندا. ف٢٦ جڏهن ڪو ميو ورتو ويندو ته جلدئي ان جي جاءِ تي اهڙائي ٻيو موجود. ف٢٧ جنتي ميون جي پٽڻ کان. ف٢٨ جيڪي اُچن اُچن سينگاريل تختن تي هوندا ۽ هي به چيو ويو آهي ته "فُرُش" مان مراد عورتون آهن. هن تقدير تي معنيٰ هيءَ ٿيندي ته عورتون فضل ۽ جمال ۾ بلند درجا رکنديون هونديون.

إِنَّآ أَنشَأْنَٰهُنَّ إِنشَآءً ﴿٣٥﴾ فَجَعَلْنَٰهُنَّ أَبْكَارًا ﴿٣٦﴾ عُرُبًا أَتْرَابًا ﴿٣٧﴾ لِّأَصْحَٰبِ

بيشڪ اسان انهن عورتن کي چڱي واڌ ساوڌ اپايو ۽ اهي ڪنواريون بڻايون پنهنجي مڙسن کي پياريون انهن کي پيار ڏيندڙ ۽ هم عمر و٢٩

الْيَمِينِ ﴿٣٨﴾ ثُلَّةٌ مِّنَ الْأَوَّلِينَ ﴿٣٩﴾ وَثُلَّةٌ مِّنَ الْءَاخِرِينَ ﴿٤٠﴾ وَأَصْحَٰبُ

سڄي طرف وارن جي واسطي . اڳين مان هڪ ٽولو ۽ پوئين مان هڪ ٽولو . و٣٠

الشِّمَالِ مَآ أَصْحَٰبُ الشِّمَالِ ﴿٤١﴾ فِى سَمُومٍ وَحَمِيمٍ ﴿٤٢﴾

۽ کٻي طرف وارا و٣١ ڪهڙا کٻي طرف وارا و٣٢ ساڙيندڙ واءُ ۽ ٽهڪندڙ پاڻيءَ ۾

وَظِلٍّ مِّن يَحْمُومٍ ﴿٤٣﴾ لَّا بَارِدٍ وَلَا كَرِيمٍ ﴿٤٤﴾ إِنَّهُمْ كَانُوا۟ قَبْلَ

۽ ساڙيندڙ دونهين جي ڇانوَ ۾ . و٣٣ جيڪا نه ٿڌي ۽ نه چڱي . بيشڪ اهي ان کان اڳي و٣٤

ذَٰلِكَ مُتْرَفِينَ ﴿٤٥﴾ وَكَانُوا۟ يُصِرُّونَ عَلَى الْحِنثِ الْعَظِيمِ ﴿٤٦﴾

نعمتن ۾ هئا . ۽ ان وڏي گناه و٣٥ جي لاءِ اصرار (هٺ) ڪندا هئا .

وَكَانُوا۟ يَقُولُونَ أَئِذَا مِتْنَا وَكُنَّا تُرَابًا وَعِظَٰمًا أَءِنَّا

۽ چوندا هئا ته جڏهن اسان مري وينداسين ۽ مٽي ۽ هڏا ٿي وينداسين ته ضرور اسان کي

لَمَبْعُوثُونَ ﴿٤٧﴾ أَوَءَابَآؤُنَا الْأَوَّلُونَ ﴿٤٨﴾ قُلْ إِنَّ الْأَوَّلِينَ وَالْءَاخِرِينَ ﴿٤٩﴾

اٿاريو ويندو . ۽ ڇا اسان جا اڳيان ابا ڏاڏا به . تون فرماءِ بيشڪ اڳيان ۽ پويان

لَمَجْمُوعُونَ إِلَىٰ مِيقَٰتِ يَوْمٍ مَّعْلُومٍ ﴿٥٠﴾ ثُمَّ إِنَّكُمْ

ضرور گڏ ڪيا ويندا هڪ معلوم ڏينهن جي وقت تي . و٣٦ پوءِ بيشڪ توهان اي گمراهو و٣٧

أَيُّهَا الضَّآلُّونَ الْمُكَذِّبُونَ ﴿٥١﴾ لَءَاكِلُونَ مِن شَجَرٍ مِّن زَقُّومٍ ﴿٥٢﴾

انڪار ڪندڙؤ . ضرور کائيندؤ ٿوهر جي وڻ مان . پوءِ ان سان

فَمَالِـُٔونَ مِنْهَا الْبُطُونَ ﴿٥٣﴾ فَشَٰرِبُونَ عَلَيْهِ مِنَ الْحَمِيمِ ﴿٥٤﴾

پيٽ ڀريندؤ . پوءِ ان تي ٽهڪندڙ پاڻي پيئندؤ . پوءِ پيئندؤ سخت اڃايل

فَشَٰرِبُونَ شُرْبَ الْهِيمِ ﴿٥٥﴾ هَٰذَا نُزُلُهُمْ يَوْمَ الدِّينِ ﴿٥٦﴾ نَحْنُ خَلَقْنَٰكُمْ

اُٺ جي پيئڻ وانگر و٣٨ . اها آهي انهن جي مهماني انصاف جي ڏينهن . اسان توهان کي پيدا ڪيو و٣٩

فَلَوْلَا تُصَدِّقُونَ ﴿٥٧﴾ أَفَرَءَيْتُم مَّا تُمْنُونَ ﴿٥٨﴾ ءَأَنتُمْ تَخْلُقُونَهُۥٓ

پوءِ توهان سچ ڇو نٿا مڃيو . و٤٠ ڀلا ٻڌايو ته جيڪا مني ڪيرايو ٿا و٤١ ڇا توهان ان مان انسان ٺاهيندا آهيو

ع ١ ٣٨ ١٤

و٢٩ جوان ۽ انهن جا مڙس به جوان ۽ هي جواني هميشه قائم رهڻ واري . ف٣٠ هي اصحاب اليمين جي ٻن ٽولن جو بيان آهي ته اهي هن امت جي اڳين پوين ٻنهي ٽولن مان ٿيندا . پهريون ٽولو ته اصحاب رسول محبوب صلى الله تعالى عليه وآله وسلم جن آهن ۽ پويان انهن کان پوءِ وارا . هن کان اڳ پهرين رڪوع ۾ سابقين مقربين جي ٻن جماعتن جو ذڪر هو ۽ هن آيت ۾ اصحاب اليمين جي ٻن ٽولن جو بيان آهي . و٣١ جن جا اعمالنامه کاٻي هٿن ۾ ڏنا ويندا . و٣٢ انهن جو حال بدبختيءَ ۾ عجيب آهي . انهن جي عذاب جو بيان فرمايو ويو ته اهي ڪهڙي حال ۾ هوندا . ف٣٣ جيڪو نهايت اونداهو ۽ ڪارو هوندو . و٣٤ دنيا جي اندر . و٣٥ يعني شرڪ جو . و٣٦ اهو قيامت جو ڏينهن آهي . ف٣٧ حق جي رات کان ڦيرڻ وارؤ ۽ حق . ف٣٨ انهن تي اهڙي بُک مسلط ڪئي ويندي جو اهي مجبور ٿي جهنم جو سڙندڙ ٿوهر کائيندا ، وري جڏهن ان سان پيٽ ڀري وٺندا ته انهن تي اڃ مسلط ڪئي ويندي جو اهي مجبور ٿي جهنم جو اهڙو ٽهڪندڙ پاڻي پيئندا جو آنڊا ڪپي ڇڏيندو . و٣٩ نيست مان هست ڪيو . ف٤٠ مرڻ کان پوءِ زنده ٿيڻ کي . و٤١ عورتن جي رحم ۾ .

أَمْ نَحْنُ الْخٰلِقُوْنَ ﴿٥٩﴾ نَحْنُ قَدَّرْنَا بَيْنَكُمُ الْمَوْتَ وَمَا نَحْنُ

يا اسان پيدا ڪندڙ آهيون . ف٤٢ اسان توهان ۾ موت کي مقدر ڪيو ف٤٣ ۽ اسان ان کان

بِمَسْبُوْقِيْنَ ﴿٦٠﴾ عَلٰٓى اَنْ نُّبَدِّلَ اَمْثَالَكُمْ وَنُنْشِئَكُمْ فِيْ مَا

عاجز نه آهيون جو توهان جهڙا ٻيا آڻيون ۽ توهان جي صورت بدلائي ڪري ڇڏيون جنهن جي توهان کي

لَا تَعْلَمُوْنَ ﴿٦١﴾ وَلَقَدْ عَلِمْتُمُ النَّشْاَةَ الْاُوْلٰى فَلَوْلَا تَذَكَّرُوْنَ ﴿٦٢﴾

خبر نه آهي . ف٤٤ ۽ بيشڪ توهان کي معلوم آهي پهريون پيرو پيدا ڪرڻ ف٤٥ پوءِ توهان ڇو نه ٿا سوچيو ف٤٦

اَفَرَءَيْتُمْ مَّا تَحْرُثُوْنَ ﴿٦٣﴾ ءَاَنْتُمْ تَزْرَعُوْنَهٗٓ اَمْ نَحْنُ الزّٰرِعُوْنَ ﴿٦٤﴾ لَوْ

ڀلا ٻڌايو ته جيڪي توهان ٻج ڇٽيندا آهيو ان مان پوک توهان ڪندا آهيو يا اسان پيدا ڪرڻ وارا آهيون. ف٤٧

نَشَآءُ لَجَعَلْنٰهُ حُطَامًا فَظَلْتُمْ تَفَكَّهُوْنَ ﴿٦٥﴾ اِنَّا لَمُغْرَمُوْنَ ﴿٦٦﴾ بَلْ

اسان چاهيون ته ف٤٨ ان کي لتاڙيل ڪري ڇڏيون ف٤٩ پوءِ توهان ڳالهيون ڪندا رهجي وڃو ف٥٠ ته اسان تي چٽي پئجي وئي ف٥١

نَحْنُ مَحْرُوْمُوْنَ ﴿٦٧﴾ اَفَرَءَيْتُمُ الْمَآءَ الَّذِيْ تَشْرَبُوْنَ ﴿٦٨﴾ ءَاَنْتُمْ

بلڪ اسان بي نصيب رهجي وياسي . ڀلا ٻڌايو ته جيڪو پاڻي توهان پيئو ٿا ڇا توهان ان کي

اَنْزَلْتُمُوْهُ مِنَ الْمُزْنِ اَمْ نَحْنُ الْمُنْزِلُوْنَ ﴿٦٩﴾ لَوْ نَشَآءُ جَعَلْنٰهُ اُجَاجًا

ڪڪر مان لاٿو آهي يا اسان لاهڻ وارا آهيون ف٥٢ اسان گهرون ته ان کي کارو ڪري ڇڏيون

فَلَوْلَا تَشْكُرُوْنَ ﴿٧٠﴾ اَفَرَءَيْتُمُ النَّارَ الَّتِيْ تُوْرُوْنَ ﴿٧١﴾ ءَاَنْتُمْ اَنْشَاْتُمْ

ف٥٣ پوءِ توهان شڪر ڇو نه ٿا ڪريو. ف٥٤ ڀلا ٻڌايو ته جيڪا باه توهان روشن ڪندا آهيو ف٥٥ ڇا اُن جو وڻ

شَجَرَتَهَآ اَمْ نَحْنُ الْمُنْشِـُٔوْنَ ﴿٧٢﴾ نَحْنُ جَعَلْنٰهَا تَذْكِرَةً وَّمَتَاعًا

توهان پيدا ڪيو آهي. ف٥٦ يا اسان آهيون پيدا ڪندڙ. اسان اُن کي ف٥٧ جهنم جو ياد ڏياريندڙ بڻايو ف٥٨ ۽

لِّلْمُقْوِيْنَ ﴿٧٣﴾ فَسَبِّحْ بِاسْمِ رَبِّكَ الْعَظِيْمِ ﴿٧٤﴾ فَلَآ اُقْسِمُ بِمَوٰقِعِ النُّجُوْمِ ﴿٧٥﴾

جهنگ ۾ مسافرن جو فائدو ف٥٩ پوءِ اي محبوب تون پاڪائي بيان ڪر پنهنجي عظمت واري رب جي نالي جي مون کي قسم آهي انهن جاين

وَاِنَّهٗ لَقَسَمٌ لَّوْ تَعْلَمُوْنَ عَظِيْمٌ ﴿٧٦﴾ اِنَّهٗ لَقُرْاٰنٌ كَرِيْمٌ ﴿٧٧﴾

جو جتي تارا لهندا آهن ف٦٠ ۽ توهان سمجهو ته اهو وڏو قسم آهي . بيشڪ هي عزت وارو قرآن آهي .

فِيْ كِتٰبٍ مَّكْنُوْنٍ ﴿٧٨﴾ لَّا يَمَسُّهٗٓ اِلَّا الْمُطَهَّرُوْنَ ﴿٧٩﴾ تَنْزِيْلٌ مِّنْ رَّبِّ

محفوظ لکت ۾ ف٦١ . هن کي هٿ نه لائن مگر باوضوءِ (پاڪ) ف٦٢ ف٦٣ نازل ڪيل سموري جهان جي



ع ٢ — ٣٦ — ١٥

ف٤٢ جو نطفي کي انساني صورت ڏيون ٿا ۽ زندگي عطا فرمايون ٿا. پوءِ مئلن کي زنده ڪرڻ اسان جي قدرت کان ڪهڙو پري.

ف٤٣ حڪمت ۽ مشيت جي تقاضا مطابق ۽ عمريون مختلف رکيون ڪو ننڍپڻ ۾ ئي مري وڃي ٿو، ڪو جوان ٿي ڪري، ڪو اڌ عمر ۾ ڪو ٻڍاپڻ تائين پهچي ٿو. جيڪو اسان مقدر ڪريون ٿا سو ئي ٿئي ٿو.

ف٤٤ يعني مسخ ڪري باندر ۽ سوئر وغيره جي صورت بنائي ڇڏيون، اهو سڀ اسان جي قدرت ۾ آهي.

ف٤٥ جو اسان توهان کي نيست مان هست ڪيو .

ف٤٦ ته جيڪو نيست کي هست ڪري سگهي ٿو، اهو يقيناً مُئل کي زنده ڪرڻ تي قادر آهي .

ف٤٧ هن ۾ شڪ نه آهي ته سنگ ناهڻ ۽ ان ۾ داڻا پيدا ڪرڻ الله تعالىٰ جو ئي ڪم آهي، ڪنهن ٻي جو نه آهي.

ف٤٨ جيڪو توهان لڻو ٿا.

ف٤٩ سُڪل گاه، چورو چور، جو ڪنهن ڪم جو نه رهي.

ف٥٠ حيران، پشيمان ۽ غمگين.

ف٥١ اسان جو مال اجايو ضايع ٿي ويو.

ف٥٢ پنهنجي ڪامل قدرت سان.

ف٥٣ ته ڪو پيئي نه سگهي.

ف٥٤ الله تعالىٰ جي نعمت ۽ ان جي احسان ۽ ڪرم جو .

ف٥٥ ٻن آلين ڪاٺين مان، جن کي زنده ۽ زنده چرن ٿا، انهن جي رڳڻ سان باه نڪري ٿي.

ف٥٦ مرخ ۽ عفار، جن مان ڏند ۽ زنده ور تا وجين ٿا.

ف٥٧ يعني باه کي.

ف٥٨ جو ڏسڻ وارن کي ڏسي ڪري جهنم جي وڏي باه کي ياد ڪري ۽ الله تعالىٰ کان ۽ ان جي عذاب کان ڏڄي.

ف٥٩ جو پنهنجن سفرن ۾ ان مان فائدو حاصل ڪن ٿا.

ف٦٠ اهي قدرت جي ظهور ۽ جلالِ الاهي جا مقام آهن .

ف٦١ جيڪو محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن تي نازل فرمايو وين ٿو ته اهو ڪلامِ الاهي ۽ وحي رباني آهي.

ف٦٢ جنهن ۾ تبديل ۽ تحريف ممڪن نه آهي .

ف٦٣ مسئلا :- جنهن کي غسل جي حاجت هجي يا جنهن کي وضوءِ نه هجي يا حيض واري عورت هجي يا نفاس واري ته انهن مان ڪنهن کي قرآن مجيد کي غلاف وغيره کان سواءِ ڇُهڻ جائز نه آهي. بي وضو کي ياد قرآن شريف پڙهڻ جائز آهي، پر بي غسل ۽ حيض واري کي اهو به جائز نه آهي. (تفسير ڪوثر، شاه مردان شاه (ڪرت ڏني) پنجون پير صاحب پاگارو قدس سره العزيز مطابق قرآن پاڪ کي وضوءِ سان ٻه هٿ اهو لائي، جنهن جو عقيدو قرآن ۽ حديث پاڪ جي موافق هجي. بدعقيده رافضي، خارجي معتزلا ۽ وهابي، انهن کي وضوءِ سان ٻه هٿ لائڻ نادرست آهي. (ص ٦٣٥/٣ مترجم) .

الْعٰلَمِيْنَ ﴿٨٠﴾ اَفَبِهٰذَا الْحَدِيْثِ اَنْتُمْ مُّدْهِنُوْنَ ﴿٨١﴾ وَتَجْعَلُوْنَ

رب جو. پوءِ ڇا ان ڳالهه ۾ توهان سستي ڪندا آهيو. ف٦٤ ۽ پنهنجو حصو اهو رکو ٿا

رِزْقَكُمْ اَنَّكُمْ تُكَذِّبُوْنَ ﴿٨٢﴾ فَلَوْلَآ اِذَا بَلَغَتِ الْحُلْقُوْمَ ﴿٨٣﴾ وَاَنْتُمْ

جو ڪوڙو چئو ٿا ف٦٥ پوءِ ڇو نه هجي جڏهن ساهه نرڙي تائين پهچي. ۽ توهان ف٦٦

حِيْنَئِذٍ تَنْظُرُوْنَ ﴿٨٤﴾ وَنَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيْهِ مِنْكُمْ وَلٰكِنْ لَّا تُبْصِرُوْنَ ﴿٨٥﴾

ان وقت ڏسي رهيا هجو. ۽ اسان ف٦٧ ان کي وڌيڪ ويجها آهيون توهان کان مگر توهان ڏسو نه ٿا ف٦٨

فَلَوْلَآ اِنْ كُنْتُمْ غَيْرَ مَدِيْنِيْنَ ﴿٨٦﴾ تَرْجِعُوْنَهَآ اِنْ كُنْتُمْ

پوءِ ڇو نه ٿيو جيڪڏهن توهان کي بدلو ملڻو نه آهي ف٦٩ جو ان کي موٽائيو ها جيڪڏهن توهان

صٰدِقِيْنَ ﴿٨٧﴾ فَاَمَّآ اِنْ كَانَ مِنَ الْمُقَرَّبِيْنَ ﴿٨٨﴾ فَرَوْحٌ وَّرَيْحَانٌ ۙ

سچا آهيو ف٧٠ پوءِ جيڪڏهن اهو مرڻ وارو مقربن منجهان آهي ف٧١ ته پوءِ راحت آهي ۽ خوشبودار گل ف٧٢

وَّجَنَّتُ نَعِيْمٍ ﴿٨٩﴾ وَاَمَّآ اِنْ كَانَ مِنْ اَصْحٰبِ الْيَمِيْنِ ﴿٩٠﴾ فَسَلٰمٌ

۽ مزي جا باغ ف٧٣ ۽ جيڪڏهن ف٧٤ سڄي طرف وارن منجهان آهي پوءِ اي محبوب توتي

لَّكَ مِنْ اَصْحٰبِ الْيَمِيْنِ ﴿٩١﴾ وَاَمَّآ اِنْ كَانَ مِنَ الْمُكَذِّبِيْنَ

سلام هجي سڄي طرف وارن کان ف٧٥. ۽ جيڪڏهن ف٧٦ انڪار ڪندڙ گمراهن مان هجي

الضَّآلِّيْنَ ﴿٩٢﴾ فَنُزُلٌ مِّنْ حَمِيْمٍ ﴿٩٣﴾ وَّتَصْلِيَةُ جَحِيْمٍ ﴿٩٤﴾ اِنَّ هٰذَا لَهُوَ

ف٧٧. پوءِ ان جي مهماني ٽهڪندڙ پاڻي آهي ۽ ٻرندڙ باهه ۾ داخل ڪرڻ. ف٧٨ بيشڪ اها اعلىٰ درجي جي

حَقُّ الْيَقِيْنِ ﴿٩٥﴾ فَسَبِّحْ بِاسْمِ رَبِّكَ الْعَظِيْمِ ﴿٩٦﴾

يقيني ڳالهه آهي. پوءِ اي محبوب پاڪائي بيان ڪر پنهنجي عظمت واري رب جي نالي جي.

ع ٣ ٢٢ ١٦

سُوْرَةُ الْحَدِيْدِ ٥٧ مَدَنِيَّةٌ ٩٤ | اٰيَاتُهَا ٢٩ | رُكُوْعَاتُهَا ٤

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

سورة حديد مدني آهي ف١ الله جي نالي سان (شروع) جيڪو نهايت مهربان ٻاجهارو آهي. ان ۾ اڻٽيهه آيتون ۽ چار رڪوع آهن

سَبَّحَ لِلّٰهِ مَا فِى السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۚ وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ﴿١﴾ لَهٗ مُلْكُ

الله جي پاڪائي بيان ڪن ٿا جيڪي به آسمانن ۽ زمين ۾ آهن ف٢ ۽ اهوئي عزت ۽ حڪمت وارو آهي. انهي جي لاءِ

السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۚ يُحْيٖ وَيُمِيْتُ ۚ وَهُوَ عَلٰى كُلِّ شَىْءٍ قَدِيْرٌ ﴿٢﴾ هُوَ

آهي آسمانن ۽ زمين جي سلطنت جياري ٿو ف٣ ۽ ماري ٿو ف٤ ۽ سڀ ڪجهه ڪري سگهي ٿو. اهوئي اول



ف٦٤ ۽ مجيون ٿا. ف٦٥ حضرت حسن رضي الله تعالىٰ عنه فرمايو ته اهو ٻانهو ڏاڍي نقصان ۾ آهي، جنهن جو حصو ڪتاب الله جي تڪذيب هجي. ف٦٦ اي اهل ميت! ف٦٧ پنهنجي علم ۽ قدرت سان. ف٦٨ توهان بصيرت نٿا رکو، توهان نٿا ڄاڻيو. ف٦٩ مرڻ کان پوءِ اٿي کڙي. ف٧٠ ڪافرن کي فرمايو ويو ته جيڪڏهن توهان جي خيال مطابق مرڻ کان پوءِ عملن جو حساب ڪرڻ ۽ جزا ڏيڻ وارو معبود اهو ڪجهه به نه هجي ته پوءِ ڪهڙو سبب آهي جڏهن توهان جي پيارن جو روح نرڙي ۾ پهچي ٿو ته پوءِ توهان ان کي ڇو نٿا موٽائي آڻيو ۽ جڏهن اهو توهان جي اختيار ۾ نه آهي ته پوءِ سمجهو ته ڪم الله تعالىٰ جي اختيار ۾ آهي، ان تي ايمان آڻيو. ان کان پوءِ مخلوق جي طبقن جي موت جي وقت جا احوال انهن جي درجن جو ذڪر فرمايائين. ف٧١ سابقين مان، جن جو ذڪر مٿي ٿي چڪو ته پوءِ ان جي لاءِ. ف٧٢ ابو العاليه چيو ته مقربين مان جيڪو دنيا کان جدائي ڪري ٿو ان وٽ جنت جي گلن جي ٽاري آندي وڃي ٿي، ان جي خوشبوءِ سنگهي ٿو ته ڏهن روح قبض ٿئي ٿو. ف٧٣ آخرت ۾. ف٧٤ مرڻ وارو. ف٧٥ معنىٰ هيءَ آهي ته اي محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم! توهان انهن جو سلام قبول فرمايو ۽ انهن جي لاءِ غمگين نه ٿيو اهي الله تعالىٰ جي عذاب کان سلامت ۽ محفوظ رهندا ۽ توهان انهن کي انهيءَ حال ۾ ڏسندؤ جيڪو توهان کي پسند هجي. ف٧٦ مرڻ وارو. ف٧٧ يعني اصحاب الشمال مان. ف٧٨ جهنم جي ۽ مرڻ وارن جا احوال ۽ جيڪي مضمون هن سورت ۾ بيان ڪيا ويا. ف٧٩ ابو داؤد جي حديث ۾ آهي ته جڏهن هيءَ آيت فَسَبِّحْ بِاسْمِ رَبِّكَ الْعَظِيْمِ نازل ٿي ته محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ان کي پنهنجي رڪوع ۾ داخل ڪريو ۽ جڏهن سَبِّحِ اسْمَ رَبِّكَ الْاَعْلَى نازل ٿي ته فرمايائون هن کي سجدن ۾ داخل ڪريو. مسئلو: هن آيت مان ثابت ٿيو ته رڪوع ۽ سجدن جون تسبيحون قرآن ڪريم مان ورتل آهن ⁘ ⁘ ⁘

ف١ سورة حديد مڪي يا مدني آهي، هن ۾ چار رڪوع، اڻٽيهه آيتون پنج سؤ چوٽيتاليه ڪلما ۽ ٻه هزار چار سؤ ڇاهتر حرف آهن.

ف٢ جاندار هجي يا بي جان.

ف٣ مخلوق کي پيدا ڪري يا هيءَ معنىٰ آهي ته مئلن کي زنده ڪري ٿو.

ف٤ يعني موت ڏئي ٿو جيئرن کي.

الْاَوَّلُ وَالْاٰخِرُ وَالظَّاهِرُ وَالْبَاطِنُ ۚ وَهُوَ بِكُلِّ شَیْءٍ عَلِیْمٌ ۝٣ هُوَ

وھ اھوئي آخر وھ ۽ اھوئي ظاھر وھ اھوئي باطن وھ اھوئي سڀ ڪجھ ڄاڻي ٿو. اھوئي آھي

الَّذِیْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ فِیْ سِتَّةِ اَیَّامٍ ثُمَّ اسْتَوٰی عَلَی

جنھن آسمان ۽ زمين ڇهن ڏينهن ۾ پيدا ڪيا وھ پوءِ عرش تي استوا فرمايائين (جيئن ان جي شان وٽان آھي

الْعَرْشِ ؕ یَعْلَمُ مَا یَلِجُ فِی الْاَرْضِ وَمَا یَخْرُجُ مِنْهَا وَمَا یَنْزِلُ

ڄاڻي ٿو جو ڪجھ زمين جي اندر وڃي ٿو وٺ ۽ جو ڪجھ زمين مان ٻاھر نڪري ٿو وا ۽ جو ڪجھ آسمان مان لھي ٿو

مِنَ السَّمَآءِ وَمَا یَعْرُجُ فِیْهَا ؕ وَهُوَ مَعَكُمْ اَیْنَ مَا كُنْتُمْ ؕ وَاللّٰهُ بِمَا

وا ۽ جيڪو ان ڏانھن مٿي وڃي ٿو وا ۽ اھو توھان سان گڏ آھي وا توھان ڪٿي به ھجو ۽ الله توھان جا ڪم

تَعْمَلُوْنَ بَصِیْرٌ ۝٤ لَهٗ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ وَاِلَی اللّٰهِ تُرْجَعُ

ڏسي رھيو آھي وا آسمانن ۽ زمين جي بادشاھي انھيءَ جي ئي آھي ۽ الله جي طرف ئي سڀني ڪمن جو

الْاُمُوْرُ ۝٥ یُوْلِجُ الَّیْلَ فِی النَّهَارِ وَیُوْلِجُ النَّهَارَ فِی الَّیْلِ ؕ وَهُوَ

موٽڻ آھي. رات کي ڏينهن جي حصي ۾ آڻي ٿو وا ۽ ڏينهن کي رات جي حصي ۾ آڻي ٿو وا ۽ اھو دلين جي

عَلِیْمٌۢ بِذَاتِ الصُّدُوْرِ ۝٦ اٰمِنُوْا بِاللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ وَاَنْفِقُوْا مِمَّا جَعَلَكُمْ

ڳالھ ڄاڻي ٿو وا الله ۽ ان جي رسول تي ايمان آڻيو ۽ ان جي واٽ ۾ اھو ڪجھ خرچ ڪريو جنھن ۾

مُّسْتَخْلَفِیْنَ فِیْهِ ؕ فَالَّذِیْنَ اٰمَنُوْا مِنْكُمْ وَاَنْفَقُوْا لَهُمْ اَجْرٌ كَبِیْرٌ ۝٧

توھان کي ٻين جو جانشين ڪيائين وا پوءِ جن توھان مان ايمان آندو ۽ ان جي واٽ ۾ خرچ ڪيائون انھن جي لاءِ وڏو

وَمَا لَكُمْ لَا تُؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ ۚ وَالرَّسُوْلُ یَدْعُوْكُمْ لِتُؤْمِنُوْا بِرَبِّكُمْ وَ

اجر آھي. ۽ توھان کي ڇا ٿيو آھي جو الله تي ايمان نٿا آڻيو حالانڪ ھي رسول توھان کي سڏي رھيو آھي جو پنھنجي رب تي ايمان آڻيو وا ۽

قَدْ اَخَذَ مِیْثَاقَكُمْ اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِیْنَ ۝٨ هُوَ الَّذِیْ یُنَزِّلُ عَلٰی

بيشڪ اھو وا اوھان کان اڳي ئي عھد وٺي چڪو آھي وا جيڪڏھن توھان کي يقين ھجي. اھوئي آھي جيڪو پنھنجي ٻانھي وا تي

عَبْدِهٖۤ اٰیٰتٍۭ بَیِّنٰتٍ لِّیُخْرِجَكُمْ مِّنَ الظُّلُمٰتِ اِلَی النُّوْرِ ؕ وَاِنَّ اللّٰهَ

روشن آيتون لاھي ٿو جيئن توھان کي اونداھين مان وا روشنائي جي طرف وٺي وڃي وا ۽ بيشڪ الله توھان تي

بِكُمْ لَرَءُوْفٌ رَّحِیْمٌ ۝٩ وَمَا لَكُمْ اَلَّا تُنْفِقُوْا فِیْ سَبِیْلِ اللّٰهِ وَلِلّٰهِ

ضرور مھربان رحم وارو آھي. ۽ توھان کي ڇا ٿيو آھي جو الله جي واٽ ۾ خرچ نٿا ڪيو حالانڪ آسمانن ۽ زمين

وھ قديم، ھر شيءِ کان اول ابتدا کان سواءِ، جو اھو ھو ۽ ڪجھ نه ھو.

وھ ھر شيءِ جي ھلاڪ ۽ فنا ٿيڻ کان پوءِ رھڻ وارو، سڀ فنا ٿي وينداءِ اھو ھميشه رھندو، ان جي لاءِ انتھا نه آھي.

وھ دليلن ۽ بيانن سان ياھي معنيٰ آھي ته غالب ھر شيءِ تي.

وھ حواس ان جي معلوم ڪرڻ کان عاجز يا ھيءَ معنيٰ آھي ته ھر شيءِ جو ڄاڻڻ وارو.

وا دنيا جي ڏينهن مان، جو انھن جو پھريون ڏينهن آچر ۽ پويون ڏينهن جمعو آھي. حضرت حسن رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته اھو جيڪڏھن چاھي ھا ته اک ڇنڀ ۾ پيدا ڪري ڇڏي ھا پر سندس حڪمت انھيءَ جي گھرڪئي ته ڇھن کي اصل بنائي ۽ انھن تي مدار رکي.

وا ٽوڙي داڻو ھجي يا قطرو يا خزانو يا مُئل.

وا ٽوڙي اھي وڻ ھجن يا ڏاتو يا ڪا ٻي شيءِ.

وا رحمت ۽ عذاب يا ملائڪ ۽ برسات.

وا عمل ۽ دعائون.

وا پنھنجي علم ۽ قدرت سان گڏ عموماً ۽ فضل ۽ رحمت سان گڏ خصوصاً.

وا پوءِ توھان کي توھان جي عملن مطابق جزا ڏيندو.

وا ھن طرح ته رات کي گھٽائي ٿو ۽ ڏينهن جو مقدار وڌائي ٿو.

وا ڏينهن گھٽائي ڪري ۽ رات جو مقدار وڌائي ڪري.

وا دل جا عقيدا ۽ دلي راز، سيني کي ڄاڻي ٿو.

وا جيڪي توھان کان اڳ ھئا ۽ توھان جي جا نشين ڪندو توھان کي پوين کي. معنيٰ ھيءَ آھي ته جيڪو مال توھان جي قبضي ۾ آھي سڀ الله تعاليٰ جو آھي. ان توھان کي نفعي حاصل ڪرڻ جي لاءِ ڏنو آھي، توھان حقيقت ۾ ان جا مالڪ نه آھيو، نائب ۽ وڪيل جي منزل تي آھيو. ان کي خدا پاڪ جي واٽ ۾ خرچ ڪريو ۽ جھڙي طرح نائب ۽ وڪيل کي مالڪ جي حڪم سان خرچ ڪرڻ ۾ ڪو تامل نٿو ٿئي، ترھان کي به ڪو تامل ۽ تردد نه ٿئي.

وا ۽ دليل ۽ حجتون پيش ڪن ٿا ۽ ڪتاب الاھي ٻڌائن ٿا. پوءِ ھاڻ توھان کي ڪھڙو عذر ٿي سگھي ٿو.

وا يعني الله تعاليٰ.

وا جڏھن ان توھان کي حضرت آدم عليه السلام جي پُٺيءَ مان ڪڍيو ھو ته الله تعاليٰ توھان جو رب آھي، ان کان سواءِ ڪو ٻيو معبود نه آھي. وا اڙين جي آڌار محبوب مختار سيد عالم حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن تي. وا ڪفر ۽ شرڪ جي. وا يعني ايمان جي نور جي طرف.

مِيْرَاثُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ لَا يَسْتَوِيْ مِنْكُمْ مَّنْ اَنْفَقَ مِنْ قَبْلِ

جي هر شيءِ جو وارث الله ئي آهي ف٢٦ توهان ۾ برابر نه آهن اهي جن فتح مڪه کان اڳ ۾ خرچ ۽ جهاد ڪيو ف٢٧

الْفَتْحِ وَقٰتَلَ ؕ اُولٰٓئِكَ اَعْظَمُ دَرَجَةً مِّنَ الَّذِيْنَ اَنْفَقُوْا مِنْۢ بَعْدُ

اهي مرتبي ۾ انهن کان وڌا آهن، جن فتح کان پوءِ خرچ ۽ جهاد ڪيو ۽ انهن

وَقٰتَلُوْا ؕ وَكُلًّا وَّعَدَ اللّٰهُ الْحُسْنٰى ؕ وَاللّٰهُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ خَبِيْرٌ ﴿۱۰﴾ مَنْ

سڀني سان ف٢٨ الله جنت جو واعدو فرمائي چڪو ف٢٩ ۽ الله کي توهان جي ڪمن جي خبر آهي.

ذَا الَّذِيْ يُقْرِضُ اللّٰهَ قَرْضًا حَسَنًا فَيُضٰعِفَهٗ لَهٗ وَلَهٗۤ اَجْرٌ كَرِيْمٌ ﴿۱۱﴾

ڪير آهي جيڪو الله کي قرض ڏئي چڱو قرض ف٣٠ پوءِ اهو ان جي واسطي ٻيڻو ڪري ۽ ان جي واسطي

يَوْمَ تَرَى الْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنٰتِ يَسْعٰى نُوْرُهُمْ بَيْنَ اَيْدِيْهِمْ

عزت وارو ثواب آهي جنهن ڏينهن تون ڏسندين ايمان وارن مردن ۽ ايمان وارين عورتن کي ف٣١ ته انهن جو نور ف٣٢

وَبِاَيْمَانِهِمْ بُشْرٰىكُمُ الْيَوْمَ جَنّٰتٌ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ

انهن جي اڳيان ۽ سندن سڄي طرف کان ڊوڙي ٿو ف٣٣ انهن کي فرمايو ويندو اڄ توهان جي واسطي سڀ کان وڏي خوشخبري اهي باغ

خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ؕ ذٰلِكَ هُوَ الْفَوْزُ الْعَظِيْمُ ﴿۱۲﴾ يَوْمَ يَقُوْلُ الْمُنٰفِقُوْنَ

آهن، جن جي هيٺان نهرون جاري آهن توهان انهن ۾ هميشه رهو اها ئي وڏي ڪاميابي آهي. جنهن ڏينهن

وَالْمُنٰفِقٰتُ لِلَّذِيْنَ اٰمَنُوا انْظُرُوْنَا نَقْتَبِسْ مِنْ نُّوْرِكُمْ ۚ

منافق مرد ۽ منافق عورتون مسلمانن کي چوندا اسان ڏي نظر ڪريو ته اسان توهان جي نور مان ڪجهه حصو وٺون

قِيْلَ ارْجِعُوْا وَرَآءَكُمْ فَالْتَمِسُوْا نُوْرًا ؕ فَضُرِبَ بَيْنَهُمْ بِسُوْرٍ لَّهٗ

چيو ويندو پنهنجي پٺيان موٽو ف٣٤ اتي نور ڳوليو اُهي موٽندا ته انهن جي ف٣٥ درميان هڪ ديوار ڪري ڪئي ويندي

بَابٌ ؕ بَاطِنُهٗ فِيْهِ الرَّحْمَةُ وَظَاهِرُهٗ مِنْ قِبَلِهِ الْعَذَابُ ﴿۱۳﴾

ف٣٦ جنهن ۾ هڪ دروازو آهي ف٣٧ ان جي اندر جي طرف رحمت ف٣٨ ۽ ان جي ٻاهر جي طرف کان عذاب.

يُنَادُوْنَهُمْ اَلَمْ نَكُنْ مَّعَكُمْ ؕ قَالُوْا بَلٰى وَلٰكِنَّكُمْ فَتَنْتُمْ اَنْفُسَكُمْ

منافق ف٣٩ مسلمانن کي پڪاريندا ڇا اسان توهان سان گڏ نه هئاسين ف٤٠ اهي چوندا ها مگر توهان پنهنجيان جانين کي فتني ۾ وڌو ف٤١

وَتَرَبَّصْتُمْ وَارْتَبْتُمْ وَغَرَّتْكُمُ الْاَمَانِيُّ حَتّٰى جَآءَ اَمْرُ اللّٰهِ وَ

۽ مسلمانن جي برائي تڪيو ۽ شڪ رکيو ف٤٢ ۽ ڪوڙي لالچ توهان کي دوکو ڏنو ف٤٣ ايستائين جو الله جو حڪم اچي ويو



ع ١٠ / ١٧

ف٢٦ توهان هلاڪ ٿي ويندؤ ۽ مال انهيءَ جي قبضي ۾ رهجي ويندو ۽ توهان کي خرچ ڪرڻ جو به ثواب نه ملندو ۽ جيڪڏهن توهان خدا جي واٽ ۾ خرچ ڪيو ته ثواب به لهو. ف٢٧ جڏهن مسلمان گهٽ ۽ ڪمزور هئا، ان وقت جن خرچ ڪيو ۽ جهاد ڪيو سي مهاجرن ۽ انصارن مان سابقين اولين آهن، انهن جي حق ۾ محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ته توهان مان ڪو اُحد جبل جي برابر سون خرچ ڪري، پوءِ به ان جي هڪ مُد (ٽوپي) جي برابر نه ٿئي، نه اڌ مُد جي برابر. مُد هڪ عربي ماپو آهي، جنهن سان جَوَ وغيره ماپيندا آهن. شانِ نزول: ڪلبيءَ چيو ته هيءَ آيت حضرت ابوبڪر صديق رضى الله تعالىٰ عنه جي حق ۾ نازل ٿي ڇو ته پاڻ پهريون اهو شخص آهي جنهن اسلام آندو ۽ خدا جي واٽ ۾ مال خرچ ڪيو ۽ محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي حمايت ڪئي.

ف٢٨ يعني پهرين خرچ ڪرڻ وارن کان به ۽ فتح کان پوءِ خرچ ڪرڻ وارن کان به. ف٢٩ البت درجن ۾ تفاوت آهي. فتح کان اڳ خرچ ڪرڻ وارن جو اعلىٰ درجو آهي. ف٣٠ يعني خوش دلي سان خدا جي واٽ ۾ خرچ ڪري هن خرچ ڪرڻ کي ان مناسبت سان قرض فرمايو ويو آهي جو انتي جنت جو واعدو فرمايو ويو آهي. ف٣١ پلصراط تي. ف٣٢ يعني انهن جي ايمان ۽ طاعت جو نور. ف٣٣ ۽ جنت جي طرف انهن جي رهنمائي ڪري ٿو.

ف٣٤ جتان آيا هيؤ، يعني موقف جي طرف، جتي اسان کي نور ڏنو ويو آهي، اتي دُنيا طلب ڪريو يا هيءُ معنىٰ آهي ته توهان اسان جو نور نٿا حاصل ڪري سگهو. نور جي طلب جي لاءِ پوئتي موٽي وڃو، پوءِ اُهي نور جي تلاش ۾ واپس ٿيندا ۽ ڪجهه نه لهندا ته پوءِ ٻيهر مؤمنن جي طرف ڦرندا. ف٣٥ يعني مؤمنن ۽ منافقن جي. ف٣٦ ڪن مفسرن چيو ته اها ئي اعراف آهي. ف٣٧ اُن مان جنتي جنت ۾ داخل ٿيندا. ف٣٨ يعني ان پٽ جي اندرين پاسي جنت. ف٣٩ ان پٽ جي پريان. ف٤٠ دُنيا ۾ نماز پڙهندا ۽ روزا رکندا هئاسون. ف٤١ نفاق ۽ ڪفر اختيار ڪري. ف٤٢ دينِ اسلام ۾. ف٤٣ ۽ توهان باطل اميدن ۾ رهيؤ ته مسلمانن تي مصيبتون اينديون، اهي تباهه ٿي ويندا.

غَرَّكُم بِاللَّهِ الْغَرُورُ ﴿١٤﴾ فَالْيَوْمَ لَا يُؤْخَذُ مِنكُمْ فِدْيَةٌ وَلَا مِنَ

ف٤٤ ۽ توهان کي الله جي حڪم تي انهن وڏي ٺڳ ٺڳيو ف٤٥ پوءِ اڄ نه توهان کان ڪو فديو ورتو ويندو ف٤٦ ۽ نه

الَّذِينَ كَفَرُوا ۚ مَأْوَاكُمُ النَّارُ ۖ هِيَ مَوْلَاكُمْ ۖ وَبِئْسَ الْمَصِيرُ ﴿١٥﴾

ڪليل ڪافرن کان، توهان جو ٺڪاڻو باهه آهي اها ئي توهان جو ساٿي آهي ۽ ڪهڙو نه برو انجام آهي.

أَلَمْ يَأْنِ لِلَّذِينَ آمَنُوا أَن تَخْشَعَ قُلُوبُهُمْ لِذِكْرِ اللَّهِ وَمَا نَزَلَ

ڇا ايمان وارن جي واسطي اڃا اهو وقت نه آيو جو انهن جا دليون جهڪي وڃن الله جي ياد ۽ ان حق جي واسطي

مِنَ الْحَقِّ وَلَا يَكُونُوا كَالَّذِينَ أُوتُوا الْكِتَابَ مِن قَبْلُ فَطَالَ

جيڪو لٿو ف٤٧ ۽ انهن وانگر نه ٿين جن کي اڳي ڪتاب ڏنو ويو هو ف٤٨ پوءِ انهن تي ڊگهي مدت گذري ف٤٩

عَلَيْهِمُ الْأَمَدُ فَقَسَتْ قُلُوبُهُمْ ۖ وَكَثِيرٌ مِّنْهُمْ فَاسِقُونَ ﴿١٦﴾ اعْلَمُوا

ته انهن جون دليون سخت ٿي ويون ف٥٠ ۽ انهن مان گهڻا فاسق آهن. ف٥١ يقين ڪريو ته الله زمين کي

أَنَّ اللَّهَ يُحْيِي الْأَرْضَ بَعْدَ مَوْتِهَا ۚ قَدْ بَيَّنَّا لَكُمُ الْآيَاتِ لَعَلَّكُمْ

جياري ٿو ان جي مرڻ کان پوءِ ف٥٢ بيشڪ اسان توهان جي واسطي نشانيون بيان فرمائي ڇڏيون جو من توهان کي

تَعْقِلُونَ ﴿١٧﴾ إِنَّ الْمُصَّدِّقِينَ وَالْمُصَّدِّقَاتِ وَأَقْرَضُوا اللَّهَ قَرْضًا

سمجهه اچي. بيشڪ صدقو ڏيندڙ مرد ۽ صدقو ڏيندڙ عورتون ۽ اهي جن الله کي چڱو قرض ڏنو

حَسَنًا يُضَاعَفُ لَهُمْ وَلَهُمْ أَجْرٌ كَرِيمٌ ﴿١٨﴾ وَالَّذِينَ آمَنُوا بِاللَّهِ وَ

ف٥٣ انهن جا ٻيڻا آهن ۽ انهن جي واسطي عزت جو ثواب آهي ف٥٤ ۽ جيڪي الله ۽ ان جي سڀني رسولن تي ايمان

رُسُلِهِ أُولَٰئِكَ هُمُ الصِّدِّيقُونَ ۖ وَالشُّهَدَاءُ عِندَ رَبِّهِمْ لَهُمْ

آڻن اهي ئي آهن ڪامل سچار ۽ ٻين تي شاهد ف٥٥ پنهنجي رب وٽ، انهن جي واسطي

أَجْرُهُمْ وَنُورُهُمْ ۖ وَالَّذِينَ كَفَرُوا وَكَذَّبُوا بِآيَاتِنَا أُولَٰئِكَ أَصْحَابُ

انهن جو ثواب ف٥٦ ۽ انهن جو نور آهي ف٥٧ ۽ جن ڪفر ڪيو ۽ اسان جي آيتن کي ڪوڙ ڄاتو اهي ئي

الْجَحِيمِ ﴿١٩﴾ اعْلَمُوا أَنَّمَا الْحَيَاةُ الدُّنْيَا لَعِبٌ وَلَهْوٌ وَزِينَةٌ وَ

دوزخي آهن. يقين ڄاڻو ته دنيا جي زندگي ته فقط راند روند ئي آهي ف٥٨ ۽ سينگار ۽ توهان جو

تَفَاخُرٌ بَيْنَكُمْ وَتَكَاثُرٌ فِي الْأَمْوَالِ وَالْأَوْلَادِ ۖ كَمَثَلِ غَيْثٍ

هڪ ٻئي ۾ فخر ڪرڻ ۽ مال ۽ اولاد ۾ هڪ ٻئي تي زيادتي جي خواهش ڪرڻ ف٥٩ ان برسات وانگر آهي

ع ٢ ٩ ١٨

ف٤٤ يعني موت. ف٤٥ يعني شيطان ڏوڪو ڏنو ته الله تعالیٰ وڏو حليم آهي، توهان تي عذاب نه ڪندو ۽ نه مرڻ کان پوءِ اٿڻ، نه حساب. توهان ان جي هن فريب ۾ آيندا. ف٤٦ جيڪو ڏيئي ڪري توهان پنهنجي جان عذاب کان ڇڏائي سگهو. ڪن مفسرن فرمايو ته معنیٰ هيءُ آهي ته اڄ نه توهان کان ايمان قبول ڪيو ويندو ۽ نه توبهه. ف٤٧ شانِ نزول:- حضرت ام المؤمنين عائشه صديقه رضی الله تعالیٰ عنها کان روايت ٿيل آهي ته محبوب حضرت پيغمبر ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه و آله وسلم دولت سراءِ اقدس کان ٻاهر تشريف فرما ٿيا ته مسلمانن کي ته ڏٺائون ته پاڻ ۾ کلي رهيا آهن. فرمايائون توهان کلو ٿا، اڃا تائين توهان جي رب جي طرفان امان نه آئي ۽ توهان جي کلڻ تي هيءَ آيت نازل ٿي. انهن عرض ڪيو يا رسول الله صلی الله تعالیٰ عليه و آله وسلم! ان کِل جو ڪفارو ڇا آهي؟ پاڻ فرمايائون ايترو ئي روئڻ ۽ لهڻ واري حق مان مراد قرآن مجيد آهي. ف٤٨ يعني يهودين ۽ نصرانين جا طريقا اختيار نه ڪريو. ف٤٩ يعني اهو زمانو جيڪو انهن جي ۽ انهن نبين سڳورن جي وچ ۾ هو. ف٥٠ ۽ خدا جي ياد جي لاءِ نرم نه ٿيا، دنيا جي طرف مائل ٿي ويا ۽ نصيحتن کان منهن موڙيائون. ف٥١ دين مان خارج ٿيڻ وارا. ف٥٢ برسات وسائي ڪري ساوڪ ڇمائي ڪري، ان کان پوءِ جو سُڪي وئي هئي ايئن ئي دلين کي سخت ٿيڻ کان پوءِ نرم ڪري ٿو ۽ انهن کي علم ۽ حڪمت سان زندگي عطا فرمائي ٿو. ڪن مفسرن فرمايو ته هيءَ تمثيل آهي ذڪر جي دلين ۾ اثر ڪرڻ جي، جهڙي طرح زمين کي برسات سان زندگي حاصل ٿئي ٿي، ايئن ئي ذڪرِ الاهي سان دليون زنده ٿين ٿيون. ف٥٣ يعني خوش دلي ۽ نيڪ نيت سان حقدارن کي صدقو ڏنائون ۽ خدا جي واٽ ۾ خرچ ڪيائون. ف٥٤ ۽ اهو جنت آهي. ف٥٥ گذريل اُمتن مان. ف٥٦ جنهن جو وعدو ڪيو ويو. ف٥٧ جيڪو حشر ۾ انهن سان گڏ هوندو. ف٥٨ ۽ ف٥٩ ۽ انهن شين ۾ مشغول رهڻ ۽ انهن سان دل لڳائڻ دنيا آهي، پر طاعتون ۽ عبادتون ۽ جيڪي شيون طاعت تي معين هجن سي اهي آخرت جا امور مان آهن. هاڻي ان دنيا جي زندگي جو هڪ مثال ارشاد فرمايو وڃي ٿو. ف٥٨ جنهن ۾ وقت ضايع ڪرڻ کان سواءِ ڪجهه حاصل نه آهي.

أَعۡجَبَ الۡكُفَّارَ نَبَاتُهٗ ثُمَّ يَهِيۡجُ فَتَرٰىهُ مُصۡفَرًّا ثُمَّ يَكُوۡنُ حُطَامًا ؕ

جنهن جي جمايل ساوڪ هارين کي وڻي ٿي پوءِ سڪي وڃي ٿي ف٦٠ جو تون ان کي تڪڙو سين ڏسين پوءِ لتاڙيل ٿي وڃي ف٦١

وَفِي الۡاٰخِرَةِ عَذَابٌ شَدِيۡدٌ ۙ وَّمَغۡفِرَةٌ مِّنَ اللّٰهِ وَرِضۡوَانٌ ؕ وَمَا

۽ آخرت ۾ سخت عذاب آهي ف٦٢ ۽ الله جي طرف کان بخشش ۽ ان جي رضا آهي ف٦٣ ۽

الۡحَيٰوةُ الدُّنۡيَاۤ اِلَّا مَتَاعُ الۡغُرُوۡرِ ﴿۲۰﴾ سَابِقُوۡۤا اِلٰى مَغۡفِرَةٍ مِّنۡ

دنيا جي حياتي ته نه آهي مگر ڌوڪي جو مال ف٦٤ وڌي هلو پنهنجي رب جي بخشش

رَّبِّكُمۡ وَجَنَّةٍ عَرۡضُهَا كَعَرۡضِ السَّمَآءِ وَالۡاَرۡضِ ۙ اُعِدَّتۡ لِلَّذِيۡنَ

۽ ان جي جنت جي طرف ف٦٥ جنهن جي ويڪر آسمان ۽ زمين جي ويڪر جيتري آهي ف٦٦ تيار ڪئي وئي آهي

اٰمَنُوۡا بِاللّٰهِ وَرُسُلِهٖ ؕ ذٰلِكَ فَضۡلُ اللّٰهِ يُؤۡتِيۡهِ مَنۡ يَّشَآءُ ؕ وَ

انهن جي واسطي جن الله ۽ ان جي سڀني رسولن تي ايمان آندو هي الله جو فضل آهي جنهن کي وڻيس ڏي

اللّٰهُ ذُو الۡفَضۡلِ الۡعَظِيۡمِ ﴿۲۱﴾ مَاۤ اَصَابَ مِنۡ مُّصِيۡبَةٍ فِي الۡاَرۡضِ

۽ الله وڏي فضل وارو آهي نه ٿي پهچي ڪا مصيبت زمين ۾ ف٦٧

وَلَا فِيۡۤ اَنۡفُسِكُمۡ اِلَّا فِيۡ كِتٰبٍ مِّنۡ قَبۡلِ اَنۡ نَّبۡرَاَهَا ؕ اِنَّ ذٰلِكَ

۽ نه ئي توهان جي جانين ۾ ف٦٨ مگر اها هڪ ڪتاب ۾ آهي ف٦٩ هن کان اڳي جو اسان ان کي پيدا ڪريون ف٧٠

عَلَى اللّٰهِ يَسِيۡرٌ ﴿ۚ۲۲﴾ لِّكَيۡلَا تَاۡسَوۡا عَلٰى مَا فَاتَكُمۡ وَلَا تَفۡرَحُوۡا بِمَاۤ

بيشڪ اهو ڪم الله تي آسان آهي. هن لاءِ ته توهان ڏک نه ڪيو ان تي جيڪو توهان جي هٿ کان وڃي ۽ خوش نه ٿيو

اٰتٰىكُمۡ ؕ وَاللّٰهُ لَا يُحِبُّ كُلَّ مُخۡتَالٍ فَخُوۡرِ ﴿ۙ۲۳﴾ الَّذِيۡنَ يَبۡخَلُوۡنَ وَ

ف٧١ ان تي جيڪو توهان کي ڏنائين ف٧٢ ۽ الله کي پسند نه آهي ڪو به آڪڙ ڪندڙ ۽ وڏائي ڪندڙ اهي جيڪي پاڻ بخيلي ڪن ف٧٥

يَاۡمُرُوۡنَ النَّاسَ بِالۡبُخۡلِ ؕ وَمَنۡ يَّتَوَلَّ فَاِنَّ اللّٰهَ هُوَ الۡغَنِيُّ

۽ ٻين کي بخيلي جي لاءِ چون ف٧٦ ۽ جيڪو منهن ڦيري ف٧٧ پوءِ بيشڪ الله بي نياز آهي سڀني خوبين سان ساراهيل

الۡحَمِيۡدُ ﴿۲۴﴾ لَقَدۡ اَرۡسَلۡنَا رُسُلَنَا بِالۡبَيِّنٰتِ وَاَنۡزَلۡنَا مَعَهُمُ الۡكِتٰبَ

بيشڪ اسان پنهنجن رسولن کي دليلن سان موڪليو ۽ انهن سان گڏ ڪتاب ف٧٨ ۽ انصاف جي

وَالۡمِيۡزَانَ لِيَقُوۡمَ النَّاسُ بِالۡقِسۡطِ ۚ وَاَنۡزَلۡنَا الۡحَدِيۡدَ فِيۡهِ بَاۡسٌ

تارازي لاٿي ف٧٩ جيئن ماڻهو انصاف تي قائم رهن ف٨٠ ۽ اسان لوهه لاٿو ف٨١ ان ۾ سخت قوت آهي



ف٦٠ ان جي ساوڪ ويندي رهي، زردي پڇي ۽ ڪنهن آسماني يا زميني آفت کان. ف٦١ آهستي آهستي اهوئي حال دنيا جي زندگي جو آهي، جنهن تي دنيا جو طالب گهڻو خوش ٿئي ٿو ۽ ان سان گهڻيون اميدون رکي ٿو، اها نهايت جلدي گذري وڃي ٿي. ف٦٢ ان جي لاءِ جيڪو دنيا جو طالب هجي ۽ زندگي راند روند ۾ گذاري ۽ اهو آخرت جي پرواهه نه ڪري، اهڙو حال ڪافر جو ٿئي ٿو. ف٦٣ جنهن دنيا کي آخرت تي ترجيح نه ڏني. ف٦٤ هي ان جي لاءِ آهي، جيڪو دنيا جو ئي ٿي وڃي ۽ ان تي ڀروسو ڪري ۽ آخرت جو فڪر نه ڪري ۽ جيڪو شخص آخرت ۾ دنيا جو طالب هجي ۽ دنيوي اسباب سان به آخرت جي لاءِ ئي تعلق رکي ته ان جي لاءِ دنيا جي ڪاميابي آخرت جو ذريعو آهي. حضرت ذوالنون رضي الله تعالیٰ عنه فرمايو ته مريدن جا ٽولا! دنيا طلب نه ڪريو ۽ جيڪڏهن طلب ڪريو ته ان سان محبت نه ڪريو، ٿمر هتان وٺو، آرامگاهه ٻيو آهي. ف٦٥ الله تعالیٰ جي رضا جا طالب بڻو ۽ ان جي اطاعت اختيار ڪريو ۽ ان جي فرمانبرداري ادا ڪري جنت جي طرف وڌو. ف٦٦ يعني جنت جي ويڪر ايئن آهي ته ستن آسمانن ۽ ستن زمينن جا ورق ملائي ڪري پاڻ ۾ ملايا وڃن ته پوءِ جيترا اهي هجن، اوتري جنت جي ويڪر، ته پوءِ ڊيگهه جي ڇا انتها. ف٦٧ ڏڪر جي، برسات جي گهٽ پيداوار جي، ميون جي گهٽتائي جي، ٻوڪن جي تباهه ٿيڻ جي. ف٦٨ مرضن جي ۽ اولاد جي غمن جي. ف٦٩ لوح محفوظ ۾. ف٧٠ يعني زمين کي يا جانين کي يا مصيبت کي. ف٧١ يعني انهن امور جو ڪثرت جي باوجود لوح ۾ ثابت فرمائڻ. ف٧٢ دنيا جي سامان. ف٧٣ يعني نه تڪبر ڪريو. ف٧٤ دنيا جو مال ۽ متاع ۽ هي سمجهي وٺو ته جيڪو الله تعالیٰ مقدر فرمايو آهي ضرور ٿيڻو آهي، نه غم ڪرڻ سان ڪا وڃايل شيءِ واپس ملي سگهي ٿي، نه فنا ٿيڻ واري شيءِ تڪبر ڪرڻ جي لائق آهي. پوءِ گهرجي ته خوشي جي جڳهه شڪر ۽ غم جي جڳهه صبر اختيار ڪريو. غم مان مراد هتي انسان جي اها حالت آهي جنهن ۾ صبر ۽ رضا الله جي تقاضا سان ۽ ثواب جي اميد باقي نه رهي ۽ خوشي مان اهو تڪبر ڪرڻ مراد آهي، جنهن ۾ مست ٿي ماڻهو شڪر کان غافل ٿي وڃي ٭ ۽ ان جي رضا تي راضي ٿئي، ايئن ئي اها خوشي جنهن تي الله تعالیٰ جو شڪرگذار ٿئي، منع ٿيل نه آهي. حضرت امام جعفر صادق رضي الله تعالیٰ عنه فرمايو ته اي آدم جا پُٽ! ڪنهن شيءِ جي وڃائجي وڃڻ ۾ ڇو غم ڪرين ٿو، اهو تو وٽ ان کي واپس نه آڻيندو ۽ ڪنهن موجود شيءِ تي ڇو تڪبر ڪرين ٿو موت ان کي تنهنجي هٿ ۾ نه ڇڏيندو. ف٧٥ ۽ خدا جي وات ۽ خير جي ڪمن ۾ خرچ نه ڪن ۽ مالي حقن جي ادا کان قاصر رهن. ف٧٦ هن جي تفسير ۾ مفسرن جو هڪ قول هي به آهي ته هي يهودين جي حال جو بيان آهي ۽ بخل مان مراد انهن جو محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي انهن وصفن مبارڪن جو لڪائڻ آهي، جيڪي گذريل ڪتابن ۾ مذڪور هيون. ف٧٧ ايمان کان يا مال خرچ ڪرڻ کان يا خدا ۽ رسول جي فرمانبرداري کان. ف٧٨ حڪمن ۽ شريعتن جو بيان ڪرڻ وارو. ف٧٩ تارازو مان مراد عدل آهي. معنيٰ هيءَ آهي ته اسان عدل جو حڪم ڏنو ۽ هڪ قول هي به آهي ته تارازو ۽ مان ورن ڪرڻ جا اوزار مراد آهي. روايت ٿيل آهي ته حضرت جبريل عليه السلام، حضرت نوح عليه السلام وٽ ميزان آندو ۽ فرمايائين ته پنهنجي قوم کي حڪم ڏيو ته ان سان وزن ڪن. ف٨٠ ڪو ڪنهن جو حق نه کسي. ف٨١ ڪن مفسرن فرمايو ته نازل ڪرڻ هتي پيدا ڪرڻ جي معنيٰ ۾ آهي. مراد هيءَ آهي ته اسان لوهه پيدا ڪيو ۽ ماڻهن جي لاءِ کاڻين مان ڪڍيو ۽ انهن کي ان جي صفت جو علم ڏنو ۽ هي به روايت ٿيل آهي ته الله تعاليٰ چار برڪت واريون شيون آسمان کان زمين جي طرف نازل ڪيون، لوهه، باهه، پاڻي ۽ لوڻ.

٭ اهو رنج ۽ غم جنهن ۾ ٻانهو الله تعاليٰ جي طرف متوجه ٿئي

شَدِيْدٌ وَّمَنَافِعُ لِلنَّاسِ وَلِيَعْلَمَ اللّٰهُ مَنْ يَّنْصُرُهٗ وَرُسُلَهٗ بِالْغَيْبِ ؕ

ف٨٢ ۽ ماڻهن جا فائدا ف٨٣ ۽ هن لاءِ ته الله ڏسي ان کي جيڪو ان ڏٺي ان جي ف٨٤ ۽ ان جي رسولن جي مدد

اِنَّ اللّٰهَ قَوِيٌّ عَزِيْزٌ ﴿٢٥﴾ وَلَقَدْ اَرْسَلْنَا نُوْحًا وَّاِبْرٰهِيْمَ وَجَعَلْنَا فِيْ

ڪري ٿو بيشڪ الله طاقت وارو غالب آهي ف٨٥ ۽ بيشڪ اسان نوح ۽ ابراهيم کي موڪليو ۽ انهن جي اولاد ۾

ذُرِّيَّتِهِمَا النُّبُوَّةَ وَالْكِتٰبَ فَمِنْهُمْ مُّهْتَدٍ ۚ وَكَثِيْرٌ مِّنْهُمْ فٰسِقُوْنَ ﴿٢٦﴾

نبوت رکي ۽ ڪتاب ف٨٦ پوءِ انهن ۾ ف٨٧ ڪو راه تي آيو ۽ انهن مان ڪيترا فاسق آهن.

ثُمَّ قَفَّيْنَا عَلٰۤى اٰثَارِهِمْ بِرُسُلِنَا وَقَفَّيْنَا بِعِيْسَى ابْنِ مَرْيَمَ وَاٰتَيْنٰهُ

پوءِ اسان انهن جي پٺيان ف٨٨ انهيءَ واٽ تي پنهنجا ٻيا رسول موڪليا ۽ انهن جي پٺيان عيسىٰ بن مريم کي موڪليوسين ۽ ان کي

الْاِنْجِيْلَ ۙ وَجَعَلْنَا فِيْ قُلُوْبِ الَّذِيْنَ اتَّبَعُوْهُ رَاْفَةً وَّرَحْمَةً ؕ

انجيل عطا فرمايوسين ۽ ان جي پيروڪارن جي دل ۾ نرمي ۽ رحمت رکي سين ف٨٩ ۽ راهب ٿيڻ

وَرَهْبَانِيَّةَ ِۨ ابْتَدَعُوْهَا مَا كَتَبْنٰهَا عَلَيْهِمْ اِلَّا ابْتِغَآءَ رِضْوَانِ اللّٰهِ

ف٩٠ اها ڳالهه انهن دين ۾ پنهنجي طرف کان ڪڍي اسان انهن تي مقرر نه ڪئي هئي ها، اها بدعت انهن الله جي رضا

فَمَا رَعَوْهَا حَقَّ رِعَايَتِهَا ۚ فَاٰتَيْنَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مِنْهُمْ اَجْرَهُمْ ۚ وَكَثِيْرٌ

طلبيڻ جي واسطي پيدا ڪئي پوءِ ان کي نڀائي نه سگهيا جيئن ان جي نڀائڻ جو حق هو ف٩١ پوءِ انهن جي ايمان وارن کي ف٩٢ اسان انهن جو ثواب

مِّنْهُمْ فٰسِقُوْنَ ﴿٢٧﴾ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اتَّقُوا اللّٰهَ وَاٰمِنُوْا بِرَسُوْلِهٖ

عطا ڪيو ۽ انهن مان گهڻا ف٩٣ فاسق آهن. اي ايمان وارؤ! ف٩٤ الله کان ڊڄو ۽ ان جي رسول ف٩٥ تي ايمان آڻيو

يُؤْتِكُمْ كِفْلَيْنِ مِنْ رَّحْمَتِهٖ وَيَجْعَلْ لَّكُمْ نُوْرًا تَمْشُوْنَ

اهو پنهنجي رحمت جا ٻه حصا (ٻيڻي) عطا فرمائيندو ف٩٦ ۽ توهان جي واسطي نور پيدا ڪندو ف٩٧ جنهن ۾ توهان

بِهٖ وَيَغْفِرْ لَكُمْ ؕ وَاللّٰهُ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿٢٨﴾ لِّئَلَّا يَعْلَمَ اَهْلُ الْكِتٰبِ

هلو ۽ توهان کي بخشيندو ۽ الله بخشڻهار مهربان آهي. هيءَ ان لاءِ ته ڪتاب وارا ڪافر ڄاڻي وٺن

اَلَّا يَقْدِرُوْنَ عَلٰى شَيْءٍ مِّنْ فَضْلِ اللّٰهِ وَاَنَّ الْفَضْلَ بِيَدِ

ته الله جي فضل تي انهن کي ڪا قدرت نه آهي ف٩٨ ۽ هي ته فضل الله جي هٿ ۾ آهي

اللّٰهِ يُؤْتِيْهِ مَنْ يَّشَآءُ ؕ وَاللّٰهُ ذُو الْفَضْلِ الْعَظِيْمِ ﴿٢٩﴾

جنهن کي وڻيس ڏئي ٿو ۽ الله وڏي فضل وارو آهي.

ف٨٢ ۽ نهايت قوت ۽ جوان مان هٿيار ۽ جنگ جا اوزار ٺاهيا وڃن ٿا. ف٨٣ جو صنعتن ۽ حرفتن ۾ اهو تمام گهڻو ڪم اچي ٿو. خلاصو هي آهي ته اسان رسولن کي موڪليو ۽ انهن سان گڏ ٽي شين کي نازل فرمايو جو ماڻهو حق ۽ عدل جو معاملو ڪن. ف٨٤ يعني ان جي دين جي. ف٨٥ ان کي ڪنهن جي مدد درڪار نه آهي، دين جي مدد ڪرڻ جو جيڪو حڪم ڏنو ويو هي انهن ماڻهن جي نفعي جي لاءِ آهي. ف٨٦ يعني توريت، انجيل، زبور ۽ قرآن مجيد. ف٨٧ يعني انهن جي اولاد ۾ جن ۾ نبي ۽ ڪتاب مرڪليا. ف٨٨ يعني حضرت نوح ۽ ابراهيم عليهما السلام کان پوءِ حضرت عيسىٰ عليه السلام جي زماني تائين هڪ کان پوءِ ٻيو. ف٨٩ جو هي پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان محبت ۽ شفقت رکن. ف٩٠ جبلن ۽ غارن ۽ اڪيلن گهرن ۾ خلوت نشين ٿيڻ ۽ گرجا ٺاهڻ ۽ دنياوارن سان ميل جول ڇڏڻ ۽ عبادتن ۾ پنهنجي مٿان وڌيڪ مشقتون وڌائڻ، تارڪ ٿي وڃڻ، نڪاح نه ڪرڻ، نهايت ٿلها ڪپڙا پهرڻ ۽ گهٽ مقدار ۾ کاڌو کائڻ. ف٩١ سڀ ان کي ضايع ڪري ڇڏيائون ۽ تثليث واتحاد ۾ مبتلا ٿيا ۽ حضرت عيسىٰ عليه السلام جي دين جو انڪار ڪري ڪنهن پنهنجي بادشاهن جي دين ۾ داخل ٿيا ۽ ڪجهه ماڻهو انهن مان دين مسيحي تي قائم ۽ ثابت به رهيا ۽ جڏهن نبي پاڪ محبوب صاحب لولاڪ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جو زمانو پاتائون ته حضور محبوب سائين تي به ايمان آندائون. مسئلو: هن آيت مان معلوم ٿيو ته بدعت يعني دين ۾ ڪنهن ڳالهه جو ڪڍڻ جيڪڏهن اها ڳالهه نيڪ هجي ۽ ان مان الله تعالىٰ جي رضا مقصود هجي ته بهتر آهي ۽ ان تي ثواب ملي ٿو ۽ ان کي جاري رکڻ گهرجي، اهڙي بدعت کي بدعت حسنه چئبو آهي، البت دين ۾ بري ڳالهه ڪڍڻ بدعت سيئه چوائي ٿي، اها ممنوع ۽ ناجائز آهي ۽ بدعت سيئه حديث پاڪ ۾ انکي چيو ويو آهي جيڪا سنت جي خلاف هجي، ان جي ڪڍڻ سان ڪا سنت ختم ٿي وڃي، ان سان هزارين مسئلن جو فيصلو ٿي وڃي ٿو، جن ۾ اڄ ڪلهه ماڻهو اختلاف ڪن ٿا ۽ پنهنجي نفساني خواهش کان اهڙن خير جي ڪمن کي بدعت ٻڌائي ڪري منع ڪن ٿا جن سان دين جي تقويت ۽ تائيد ٿئي ٿي ۽ ماڻهن کي اخروي فائدا پهچن ٿا ۽ اهي طاعتن ۽ عبادتن ۾ ذوق ۽ شوق سان مشغول رهن ٿا، اهڙن ڪمن کي بدعت ٻڌائڻ قرآن مجيد جي هن آيت جي صريح خلاف آهي. ف٩٢ جيڪي دين تي قائم رهيا هئا. ف٩٣ جن رهبانيت کي ڇڏي ڏنو ۽ حضرت عيسىٰ عليه السلام جي دين کان منحرف ٿي ويا. ف٩٤ حضرت موسىٰ ۽ عيسىٰ عليهما السلام تي، هي خطاب ڪتابين کي آهي، انهن کي فرمايو وڃي ٿو. ف٩٥ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن. ف٩٦ يعني توهان کي ٻيڻو اجر ڏيندو ڇوته توهان پهرين ڪتاب ۽ پهرين نبيءَ تي به ايمان آندو ۽ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن ۽ قرآن پاڪ تي به. ف٩٧ پل صراط تي. ف٩٨ اهي ان مان ڪجهه وٺي نٿا سگهن، نه ٻيڻو اجر، نه نور، نه مغفرت؛ ڇوته انهن محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن تي ايمان نه آندو ته پوءِ انهن جو پهرين نبين سڳورن تي ايمان آڻڻ به فائدي مند نه ٿيندو. شان نزول: جڏهن مٿين آيت نازل ٿي ۽ ان ۾ مؤمنن ڪتابين کي محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن تي ايمان آڻڻ تي ٻيڻي اجر جو واعدو ڏنو ويو ته ڪتابي ڪافرن چيو ته جيڪڏهن اسان محبوب سائين تي ايمان آڻيون ته ٻيڻو اجر ملي ۽ جيڪڏهن نه آڻيون ته هڪ اجر ته هوندو، ان تي هي آيت نازل ٿي ۽ انهن جي هن خيال کي ڪوڙو ڪيو ويو.



سورة مُجادله مدني آهي هن ۾ ٻاويھ آيتون ۽ ٽي رڪوع آهن

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ؔ١

قَدۡ سَمِعَ اللّٰهُ قَوۡلَ الَّتِىۡ تُجَادِلُكَ فِىۡ زَوۡجِهَا وَتَشۡتَكِىۡۤ

بيشڪ الله ان جي ڳالھ ٻڌي ورتي جيڪا توسان پنهنجي مڙس جي باري ۾ بحث ڪري ٿي ؔ٢ ۽ الله وٽ

اِلَى اللّٰهِ ‌ۖ وَاللّٰهُ يَسۡمَعُ تَحَاوُرَكُمَا ‌ؕ اِنَّ اللّٰهَ سَمِيۡعٌۢ بَصِيۡرٌ ①

شڪايت ڪري ٿي ۽ الله توهان ٻنهي جي گفتگو ٻڌي رهيو آهي، بيشڪ الله ٻڌي ڏسي ٿو.

اَلَّذِيۡنَ يُظٰهِرُوۡنَ مِنۡكُمۡ مِّنۡ نِّسَآئِهِمۡ مَّا هُنَّ اُمَّهٰتِهِمۡ‌ؕ

جيڪي توهان مان پنهنجي زالن کي پنهنجي ماءُ جي جاءِ تي چئي ويهندا آهن ؔ٣ اهي سندن مائرون نه آهن ؔ٤

اِنۡ اُمَّهٰتُهُمۡ اِلَّا الّٰٓـىِٔۡ وَلَدۡنَهُمۡ‌ؕ وَاِنَّهُمۡ لَيَقُوۡلُوۡنَ مُنۡكَرًا

انهن جون مائرون ته اُهي آهن جن انهن کي ڄڻيو ؔ٥ ۽ بيشڪ اهي بري ۽ نهايت ڪوڙي

مِّنَ الۡقَوۡلِ وَزُوۡرًا ‌ؕ وَاِنَّ اللّٰهَ لَعَفُوٌّ غَفُوۡرٌ ② وَالَّذِيۡنَ يُظٰهِرُوۡنَ

ڳالھ چون ٿا ؔ٦ ۽ بيشڪ الله ضرور معاف ڪرڻ وارو ۽ بخشڻ وارو آهي. ۽ جيڪي پنهنجي زالن کي پنهنجي

مِنۡ نِّسَآئِهِمۡ ثُمَّ يَعُوۡدُوۡنَ لِمَا قَالُوۡا فَتَحۡرِيۡرُ رَقَبَةٍ مِّنۡ

ماءُ جي جاءِ تي چئي ويهن ؔ٧ وري اهوئي ڪرڻ گهرن جنهن تي ايڏي وڏي ڳالھ چئي ويٺا ؔ٨ ته انهن تي ضروري آهي

قَبۡلِ اَنۡ يَّتَمَآسَّا ‌ؕ ذٰ لِكُمۡ تُوۡعَظُوۡنَ بِهٖ‌ ؕ وَاللّٰهُ بِمَا تَعۡمَلُوۡنَ

هڪ غلام آزاد ڪرڻ ؔ٩ ان کان اڳي جو هڪ ٻئي کي هٿ لڳائن ؔ١٠ هيءُ آهي جيڪا توهان کي نصيحت ڪئي وڃي ٿي ۽ الله

خَبِيۡرٌ ③ فَمَنۡ لَّمۡ يَجِدۡ فَصِيَامُ شَهۡرَيۡنِ مُتَتَابِعَيۡنِ مِنۡ

توهان جي عملن کان باخبر آهي. پوءِ جنهن کي غلام نه ملي ؔ١٢ ته پوءِ لڳاتار ٻه مهينا روزا رکي ؔ١٣ هن کان اڳي

قَبۡلِ اَنۡ يَّتَمَآسَّا‌ ۚ فَمَنۡ لَّمۡ يَسۡتَطِعۡ فَاِطۡعَامُ سِتِّيۡنَ مِسۡكِيۡنًا‌ ؕ

جو هڪ ٻئي کي هٿ لائن ؔ١٤ پوءِ جيڪو روزا نه رکي سگهي ؔ١٥ ته پوءِ سٺ مسڪينن کي پيٽ ڀري کاڌو کارائڻو آهي

ذٰ لِكَ لِتُؤۡمِنُوۡا بِاللّٰهِ وَرَسُوۡلِهٖ‌ ؕ وَتِلۡكَ حُدُوۡدُ اللّٰهِ‌ ؕ وَ

ؔ١٦ اهو هن ڪري جو توهان الله ۽ ان جي رسول تي ايمان رکو ؔ١٧ ۽ اهي الله جون حدون آهن ؔ١٨ ۽



ؔ١ سُورة مجادله مدني آهي، هن ۾ ٽي رڪوع، ٻاويھ آيتون، چار سو نيهتر ڪلما، ۽ هڪ هزار ست سؤ ٻانوي حرف آهن. ؔ٢ اها خوله بنت ثعلبه هئي، اوس بن صامت جي گهرواري. شانِ نزول:- ڪنهن ڳالھ تي اوس ان کي چيو ته تون مون تي منهنجي ماءُ جي پٺيءَ جي مثل آهين. ان چوڻ کان پوءِ اوس کي پشيماني ٿي هي ڪلمو جاهليت جي زماني ۾ طلاق هو. اوس چيو منهنجي خيال ۾ تون مون تي حرام ٿي وئين. خوله محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي خدمت ۾ حاضر ٿي ڪري سمورو واقعو عرض ڪيو ۽ عرض ڪيائين ته منهنجو مال ختم ٿي چڪو، ماءُ پيءُ گذاري ويا، عمر وڏي ٿي وئي، ٻار ننڍا آهن، انهن کي سندن پيءُ وٽ ڇڏيان ته هلاڪ ٿي وڃن پاڻ وٽ رکان ته بکيا مري وڃن. ڇا صورت آهي جو منهنجي ۽ منهنجي مڙس جي وچ ۾ جدائي نه ٿئي. محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ته تنهنجي باري ۾ مون وٽ ڪو حڪم نه آهي يعني اڃا تائين ظهار جي متعلق ڪو نئون حڪم نازل نه ٿيو آهي، پراڻو دستور اهوئي آهي ته ظهار سان عورت حرام ٿي وڃي ٿي. عورت عرض ڪيو يا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وسلم! اوس طلاق جو لفظ نه چيو، اهو منهنجي ٻارن جو پيءُ آهي، مون کي تمام پيارو آهي. اهڙي طرح اها هر عرض ڪندي رهي ۽ جواب خواهش جي مطابق نه پاتائين. پوءِ آسمان جي طرف منهن مٿي ڪري چوڻ لڳي يا الله! مان تو کي پنهنجي محتاجي، بيڪسي ۽ پريشان حالي جي شڪايت پيش ڪريان ٿي، پنهنجي محبوب نبي سڳوري تي منهنجي حق ۾ اهڙو حڪم نازل فرماءِ، جنهن سان منهنجي مصيبت ختم ٿئي. حضرت ام المؤمنين عائشه صديقه رضي الله تعالىٰ عنها فرمايو خاموش ٿي. ڏس ته محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي چهري مبارڪ تي وحي جا آثار ظاهر آهن، جڏهن وحي پوري ٿي وئي، فرمايائون پنهنجي مڙس کي گهراءِ. اوس حاضر ٿيو ته محبوب سائين جن اهي آيتون پڙهي ٻڌايون. ؔ٣ يعني ظهار ڪن ٿا. ظهار ان کي چوندا آهن ته پنهنجي گهرواري کي نسبي يا رضائي محرمات جي ڪنهن اهڙي عضوي سان تشبيهه ڏني وڃي، جنهن کي ڏسڻ حرام آهي. مثلاً گهرواري کي چوي ته تون مون تي منهنجي ماءُ جي پٺي جي مثل آهين، يا وري گهرواري جي اهڙي عضوي کي محرمات جي اهڙي عضوي سان تشبيهه ڏي، جنهن جو ڏسڻ حرام آهي، مثلاً هي چوي ته تنهنجو مٿو يا تنهنجو اڌ بدن منهنجي ماءُ جي پٺي يا ان جي پيٽ يا ان جي ران يا منهنجي ڀيڻ يا ڦپي يا کير پيارڻ واري جي پٺي يا پيٽ جي مثل آهي ته اهڙو چوڻ ظهار چورائي ٿو. ؔ٤ ان چوڻ سان اهي مائرون نه ٿي وين. ؔ٥ مسئلو:- ۽ کير پيارڻ واريون کير پيارڻ جي سبب سان ٿي مائرن جي حڪم ۾ آهن ۽ محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جون ازواجِ مطهرات ڪمال حرمت جي سبب مائرون بلڪ مائرن کان اعلىٰ آهن. ؔ٦ جيڪي گهرواري کي ماءُ چون ٿا، ان کي ڪنهن به طرح ماءُ سان تشبيهه ڏيڻ ٺيڪ نه آهي. ؔ٧ يعني انهن سان ظهار ڪن. مسئلو:- هن آيت مان معلوم ٿيو ته ٻانهيءَ سان ظهار نه آهي. جيڪڏهن ان کي محرمات سان تشبيهه ڏي ته مظاهر (ظهار ڪندڙ) نه ٿيندو. ؔ٨ يعني ان ظهار کي ٽوڙڻ چاهن ۽ حرمت کي ختم ڪرڻ چاهن. ؔ٩ ظهار جو ڪفارو، لهذا انهن تي ضروري آهي. ؔ١٠ ٽوڙڻ اهو مؤمن هجي يا ڪافر ننڍو هجي يا وڏو، مرد هجي يا عورت، البت مدبر، ام ولد ۽ اهڙو مڪاتب جائز نه آهي، جنهن ڪتابت جي بدلي مان ڪجھ ادا ڪيو هجي. ؔ١١ مسئلو:- هن مان معلوم ٿيو ته ان ڪفاري ڏيڻ کان اڳ جماع ۽ انجون علامتون حرام آهن. ؔ١٢ ان جو ڪفارو. ؔ١٣ لڳاتار هن طرح ته نه انهن ٻن مهينن جي وچ ۾ رمضان اچي، نه انهن پنجن ڏينهن مان ڪو ڏينهن اچي، جن جو روزو منع ٿيل آهي ۽ نه ڪنهن عذر سان يا عذر کان سواءِ وچ مان ڪو روزو ڇڏيو وڃي، جيڪڏهن ائين ٿيو ته وري نئين سر روزا رکڻا پوندا. ؔ١٤ مسئلو:- يعني روزن سان جيڪو ڪفارو ڏنو وڃي ان جو به جماع ۽ جماع جي علامتن کان مقدم هجڻ ضروري آهي ۽ جيستائين اهي روزا پورا ٿين، زال مڙس مان ڪو به ڪنهن کي هٿ نه لڳائي. ؔ١٥ يعني ان کي روزن رکڻ جي قوت ئي نه هجي، پوڙهاپ يا مرض وغيره جي سبب يا وري روزا ته رکي سگهي ٿو، مگر متواتر (لڳاتار) نه رکي سگهندو هجي. ؔ١٦ يعني سٺ مسڪينن کي کاڌو ڏيڻ اهو هن طرح ته هر مسڪين کي اڌ ٽوپو ڪڻڪ يا هڪ ٽوپو ڪڻڪ يا جَوَ ڏئي ۽ جيڪڏهن مسڪينن کي ان جي قيمت ڏنائين يا صبح ۽ شام ٻئي وقت انهن کي پيٽ ڀري کاڌو کارايائين، تڏهن به جائز آهي. مسئلو:- هن ڪفاري ۾ هي شرط نه آهي ته هڪ ٻئي کي هٿ لڳائڻ کان اڳ هجي، ايستائين جو کاڌي کارائڻ جي وچ ۾ مڙس ۽ زال ۾ قربت واقع ٿي ته نئون ڪفارو لازم نه ٿيندو. ؔ١٧ ۽ خدا ۽ خدا جي محبوب رسول جي فرمانبرداري ڪريو ۽ جاهليت جا طريقا ڇڏي ڏيو. ؔ١٨ انهن کي ٽوڙڻ ۽ انهن کان تجاوز ڪرڻ جائز نه آهي.

لِلْكٰفِرِيْنَ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿۴﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ يُحَآدُّوْنَ اللّٰهَ وَ

ڪافرن جي واسطي دردناڪ عذاب آهي . بيشڪ جيڪي مخالفت ڪن ٿا الله ۽ ان جي

رَسُوْلَهٗ كُبِتُوْا كَمَا كُبِتَ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ وَ قَدْ اَنْزَلْنَاۤ

رسول جي ذليل ڪيا ويا جيئن انهن کان اڳين کي ذلت ڏني ويئي ۱۹ ۽ بيشڪ اسان روشن

اٰيٰتٍۭ بَيِّنٰتٍ ؕ وَ لِلْكٰفِرِيْنَ عَذَابٌ مُّهِيْنٌ ﴿۵﴾ يَوْمَ يَبْعَثُهُمُ

آيتون لاٿيون ۲۰ ۽ ڪافرن جي واسطي خواري جو عذاب آهي . جنهن ڏينهن الله انهن سڀني کي

اللّٰهُ جَمِيْعًا فَيُنَبِّئُهُمْ بِمَا عَمِلُوْا ؕ اَحْصٰىهُ اللّٰهُ وَ نَسُوْهُ ؕ

اٿاريندو ۲۱ پوءِ انهن کي سندن ڪرتوتن جي خبر ڏيندو ۲۲ الله انهن کي ڳڻي رکيو آهي ۽ اهي وساري ويٺا ۲۳

وَ اللّٰهُ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ شَهِيْدٌ ﴿۶﴾ اَلَمْ تَرَ اَنَّ اللّٰهَ يَعْلَمُ مَا

۽ هر شيءِ الله جي اڳيان آهي . اي ٻڌندڙ ڇا تو نه ڏٺو ته الله ڄاڻي ٿو جو ڪجھ آسمانن

فِي السَّمٰوٰتِ وَ مَا فِي الْاَرْضِ ؕ مَا يَكُوْنُ مِنْ نَّجْوٰى ثَلٰثَةٍ

۾ آهي ۽ جو ڪجھ زمين ۾ ۲۴ جتي به ٽن شخصن جي سرگوشي (سُرٻاٽ) هجي ۲۵

اِلَّا هُوَ رَابِعُهُمْ وَ لَا خَمْسَةٍ اِلَّا هُوَ سَادِسُهُمْ وَ لَاۤ اَدْنٰى

ته چوٿون اهو موجود آهي ۲۶ ۽ پنجن جي ۲۷ ته ڇهون اهو ۲۸ ۽ نه ان کان گهٽ ۲۹

مِنْ ذٰلِكَ وَ لَاۤ اَكْثَرَ اِلَّا هُوَ مَعَهُمْ اَيْنَ مَا كَانُوْا ۚ ثُمَّ

۽ نه ان کان وڌيڪ جي مگر هي ته اهو انهن سان گڏ آهي ۳۰ جتي به هجن پوءِ کين

يُنَبِّئُهُمْ بِمَا عَمِلُوْا يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ بِكُلِّ شَيْءٍ

قيامت جي ڏينهن ٻڌائيندو جو ڪجھ انهن ڪيو بيشڪ الله سڀ ڪجھ

عَلِيْمٌ ﴿۷﴾ اَلَمْ تَرَ اِلَى الَّذِيْنَ نُهُوْا عَنِ النَّجْوٰى ثُمَّ يَعُوْدُوْنَ

ڄاڻي ٿو . ڇا تو انهن کي نه ڏٺو جن کي سرگوشي کان منع فرمايو ويو هو وري به اهو ئي ڪن ٿا ۳۱

لِمَا نُهُوْا عَنْهُ وَ يَتَنٰجَوْنَ بِالْاِثْمِ وَ الْعُدْوَانِ وَ مَعْصِيَتِ

جنهن کان روڪيا ويا هئا ۽ پاڻ ۾ گناه ۽ حد کان لنگهڻ ۳۲ ۽ رسول جي نافرماني جا

الرَّسُوْلِ ۫ وَ اِذَا جَآءُوْكَ حَيَّوْكَ بِمَا لَمْ يُحَيِّكَ بِهِ اللّٰهُ ۙ وَ

صلاح مشورا ڪن ٿا ۳۳ ۽ جڏهن تنهنجي بارگاهه ۾ حاضر ٿين ٿا ته انهن لفظن سان توکي سلام ڪن جيڪي لفظ الله تنهنجي اعزاز ۾ نه فرمايا



۱۹ رسولن جي مخالفت ڪرڻ جي سبب ۲۰ رسولن جي صدق تي دلالت ڪرڻ واريون. ۲۱ ڪنهن هڪ کي باقي نه ڇڏيندو ۲۲ خوار ۽ شرمندي ڪرڻ جي لاءِ ۲۳ پنهنجا عمل جيڪي دنيا ۾ ڪندا هئا ۲۴ ان کان ڪجھ لڪل نه آهي. ۲۵ ۽ پنهنجا رازبياڻ ۾ تمام آهستي چون ۽ پنهنجي مشوري تي ڪنهن کي آگاهه نه ڪن. ۲۶ يعني الله تعالى انهن جو مشاهدو ڪري ٿو انهن جي راز کي ڄاڻي ٿو ۲۷ سرگوشي هجي. ۲۸ يعني الله تعالى. ۲۹ يعني پنجن ۽ ٽن کان. ۳۰ پنهنجي علم ۽ قدرت سان ۳۱ شان نزول: هي آيت يهودين ۽ منافقن جي حق ۾ نازل ٿي جيڪي پاڻ ۾ سرگوشيون ڪندا هئا ۽ مسلمانن جي طرف ڏسندا ويندا هئا ۽ اکين سان انهن جي طرف اشارا ڪندا ويندا هئا ته جيئن مسلمان سمجهن ته انهن جي خلاف ڪا ڪل ڳالهه آهي ۽ ان سان انهن کي ڏک ٿئي. انهن جي ان حرڪت سان مسلمانن کي غم ٿيندو هو ۽ اهي چوندا هئا ته شايد انهن ماڻهن کي اسان جي انهن ڀائرن جي نسبت قتل يا شڪست جي ڪا خبر پهتي، جيڪي جهاد ۾ ويا آهن ۽ اهي ان جي متعلق ڳالهيون ڪري رهيا آهن ۽ اشارا

ڪن ٿا. جڏهن منافقن جون اهي حرڪتون تمام زياده ٿيون ۽ مسلمانن محبوب سيد عالم صلى الله تعالى عليه وآله وسلم جن جي حضور ۾ ان جون شڪايتون پيش ڪيون تڏهن محبوب سيد عالم صلى الله تعالى عليه وآله وسلم جن سرگوشي ڪرڻ وارن کي منع فرمايو پر اهي باز نه آيا ۽ اهي حرڪت ڪندا ئي رهيا، ان تي هيءَ آيت ڪريمه نازل ٿي. ۳۲ گناه ۽ حد کان وڌڻ هي ته مڪاري سان گڏ سرگوشيون ڪري مسلمانن کي رنج ۽ غم ۾ وجهن ٿا. ۳۳ ۽ محبوب رسول الله صلى الله تعالى عليه وآله وسلم جن جي نافرماني هيءَ ته ممانعت جي باوجود باز نه ايندا هئا ۽ هي به چيو ويو آهي ته انهن ۾ هڪ ٻئي کي صلاح ڏيندا هئا ته رسول جي نافرماني ڪريو.

يَقُولُونَ فِىٓ اَنْفُسِهِمْ لَوْلَا يُعَذِّبُنَا اللّٰهُ بِمَا نَقُولُ ؕ حَسْبُهُمْ

۽ پنهنجي دلين ۾ چون ٿا تہ اسان کي الله اسان جي هن چوڻ تي عذاب ڇو نہ ٿو ڏي ف٣٤ انهن کي جهنم ف٣٥

جَهَنَّمُ ۚ يَصْلَوْنَهَا ۚ فَبِئْسَ الْمَصِيْرُ ﴿٨﴾ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا

ڪافي آهي ان ۾ دبجي ويندا ۽ ڪهڙو نہ بُرو عذاب آهي. اي ايمان وارؤ! توهان جڏهن پاڻ ۾

اِذَا تَنَاجَيْتُمْ فَلَا تَتَنَاجَوْا بِالْاِثْمِ وَالْعُدْوَانِ وَمَعْصِيَتِ

صلاح مشورو ڪريو تہ گناهہ ۽ حد لنگهڻ ۽ رسول جي نافرماني جا مشورا نہ ڪريو ف٣٦

الرَّسُوْلِ وَتَنَاجَوْا بِالْبِرِّ وَالتَّقْوٰى ؕ وَاتَّقُوا اللّٰهَ الَّذِيْٓ اِلَيْهِ

۽ نيڪي ۽ پرهيزگاري جي صلاح ڪريو ۽ الله کان ڊڄو جنهن جي طرف توهان اٿاريا ويندا

تُحْشَرُوْنَ ﴿٩﴾ اِنَّمَا النَّجْوٰى مِنَ الشَّيْطٰنِ لِيَحْزُنَ الَّذِيْنَ

اهي مشورا تہ شيطان جي طرفان آهن ف٣٧ هن لاءِ تہ ايمان وارن کي پريشان ڪري

اٰمَنُوْا وَلَيْسَ بِضَآرِّهِمْ شَيْـًٔا اِلَّا بِاِذْنِ اللّٰهِ ؕ وَعَلَى اللّٰهِ

۽ اهو انهن جو ڪجهہ بہ نہ ٿو بگاڙي سگهي الله جي حڪم کان سواءِ ۽ مسلمانن کي الله تي ئي

فَلْيَتَوَكَّلِ الْمُؤْمِنُوْنَ ﴿١٠﴾ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اِذَا قِيْلَ لَكُمْ

ڀروسو ڪرڻ گهرجي. ف٣٨ اي ايمان وارؤ! جڏهن توهان کي چيو وڃي تہ مجلس ۾

تَفَسَّحُوْا فِى الْمَجٰلِسِ فَافْسَحُوْا يَفْسَحِ اللّٰهُ لَكُمْ ۚ وَاِذَا قِيْلَ

جاءِ ڏيو تہ پوءِ جاءِ ڏيو الله توهان کي جايون ڏيندو ف٣٩ ۽ جڏهن چيو وڃي تہ اٿي بيهو

انْشُزُوْا فَانْشُزُوْا يَرْفَعِ اللّٰهُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مِنْكُمْ ۙ وَالَّذِيْنَ

تہ اٿي بيهو الله درجا بلند فرمائي ٿو توهان مان انهن جا جن ايمان آندو ۽ جن کي ف٤٠

اُوْتُوا الْعِلْمَ دَرَجٰتٍ ؕ وَاللّٰهُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ خَبِيْرٌ ﴿١١﴾ يٰٓاَيُّهَا

علم ڏنو ويو ف٤١ ۽ الله کي توهان جي عملن جي خبر آهي. اي ايمان وارؤ!

الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اِذَا نَاجَيْتُمُ الرَّسُوْلَ فَقَدِّمُوْا بَيْنَ يَدَيْ

جڏهن توهان رسول سان ڪا ڳالهہ آهستي عرض ڪرڻ چاهيو تہ پنهنجي عرض کان اڳ ۾ ڪجهہ صدقو

نَجْوٰىكُمْ صَدَقَةً ؕ ذٰلِكَ خَيْرٌ لَّكُمْ وَاَطْهَرُ ؕ فَاِنْ لَّمْ

ڏيئي ڇڏيو ف٤٢ اهو توهان جي واسطي بلڪ گهڻو پاڪيزه آهي، پوءِ جيڪڏهن توهان کي طاقت نہ هجي



ف٣٤ يهودي محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليہ وآلہ وسلم جن وٽ ايندا هئا تہ اَلسَّامُ عَلَيْكَ چوندا هئا. سام موت کي چوندا آهن. نبي اڪرم محبوب اعظم صلى الله تعالىٰ عليہ وآلہ وسلم جن انهن جي جواب ۾ عَلَيْكُمْ فرمائيندا هئا. ف٣٥ هن مان انهن جي مراد هئي تہ جيڪڏهن سڳورا نبي هجي ها تہ پوءِ اسان جي گستاخي تي الله تعالىٰ اسان تي عذاب ڪري ها. ف٣٦ ۽ جيڪو يهودين ۽ منافقن جو طريقو آهي، ان کان پاسو ڪريو. ف٣٧ جنهن ۾ گناهہ ۽ حد کان ڏي وڃڻ ۽ محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليہ وآلہ وسلم جن جي نافرماني هجي تہ شيطان پنهنجن دوستن کي ان تي اڀاري ٿو. ف٣٨ ڇو تہ الله تعالىٰ تي ڀروسي ڪرڻ وارو نقصان ۾ نہ ٿو رهي. ف٣٩ شانِ نزول:- محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليہ وآلہ وسلم جن جنگِ بدر ۾ حاضر ٿيڻ وارن صحابہ ڪرام جي عزت ڪندا هئا. هڪ ڏينهن ڪجهہ بدري صحابہ ڪرام اهڙي وقت پهتا، جنهن وقت مجلس شريف ڀرجي چڪي هئي. انهن حضور محبوب سائين جن اڳيان بيهي ڪري سلام عرض ڪيو. حضور محبوب سائين جن جواب ڏيڻ فرمايو، وري انهن حاضرين کي سلام ڪيو انهن بہ جواب ڏنو، پوءِ اهي هن انتظار ۾ بيٺا رهيا تہ انهن جي لاءِ مجلس ۾ جڳهہ ڪئي وڃي، مگر ڪين ڪنهن بہ جاءِ نہ ڏني. اهو محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليہ وآلہ وسلم جن جي ذات گرامي کي گهرو لڳو، سو حضور محبوب جن پنهنجن ويجهن کي اٿاري انهن لاءِ جڳهہ ڪئي، اٿڻ وارن کي اٿارڻ سخت محسوس ٿيو، ان تي هيءَ آيت ڪريمہ نازل ٿي. ف٤٠ نماز يا جهاد يا ڪنهن ٻي ڪم لاءِ ۽ انهيءَ ۾ محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليہ وآلہ وسلم جن جي ذڪر جميل جي تعظيم لاءِ اٿي بيهڻ داخل آهي. ف٤١ الله تعالىٰ ۽ ان جي محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليہ وآلہ وسلم جن جي اطاعت جي سبب. ف٤٢ ڇو تہ صدقو پيش ڪرڻ ۾ محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليہ وآلہ وسلم جن جي بارگاهہ جي تعظيم ۽ فقيرن جو نفعو آهي. شانِ نزول:- محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليہ وآلہ وسلم جن جي بارگاهہ ۾ شاهوڪارن عرض ۽ معروض جو سلسلو ڏگهو ڪيو ۽ مصيبت ايستائين پهچي وئي جو فقيرن کي پنهنجي عرض پيش ڪرڻ جو موقعو گهٽ ملڻ لڳو، پوءِ عرض پيش ڪرڻ وارن کي عرض پيش ڪرڻ کان اڳ صدقي ڏيڻ جو حڪم ڏنو ويو ۽ ان حڪم تي حضرت علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنہ عمل ڪيو. هڪ دينار صدقو ڪري ڏهہ مسئلا معلوم ڪيا. عرض ڪيائين يارسول الله صلى الله تعالىٰ عليہ وآلہ وسلم وفا ڇا آهي؟ فرمايائون توحيد ۽ توحيد جي شاهدي ڏيڻ. عرض ڪيائين فساد ڇا آهي؟ فرمايائون ڪفر ۽ شرڪ. عرض ڪيائين حق ڇا آهي؟ پاڻ فرمايائون اسلام، قرآن ۽ ولايت جڏهن توکي ملي. عرض ڪيائين حيلو ڇا آهي يعني تدبير؟ پاڻ فرمايائون حيلي جو ڇڏڻ. عرض ڪيائين مون تي ڇا لازم آهي؟ پاڻ فرمايائين الله تعالىٰ ۽ ان جي رسول جي اطاعت. عرض ڪيائين الله تعالىٰ کان ڪيئن دعا گهران؟ فرمايائون صدق ۽ يقين سان. عرض ڪيائين ڇا گهران؟ پاڻ فرمايائون پڇاڙي. عرض ڪيائين پنهنجي ڇوٽڪاري جي لاءِ ڇا ڪريان؟ پاڻ فرمايائون حلال کاءُ ۽ سچ ڳالهاءِ. عرض ڪيائين خوشي ڇا آهي؟ پاڻ فرمايائون جنت. عرض ڪيائين راحت ڇا آهي؟ فرمايائين الله تعالىٰ جو ديدار. جڏهن حضرت علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنہ انهن سوالن کان فارغ ٿي ويو تہ اهو حڪم منسوخ ٿي ويو ۽ رخصت نازل ٿي ۽ حضرت علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنہ کان سواءِ ٻي ڪنهن کي ان تي عمل ڪرڻ جو وقت نہ مليو. (مدارڪ ۽ خازن) حضرت مترجم قدس سرهٗ فرمايو هي ان جو اصل آهي، جيڪي اولياءِ ڪرام جي مزارن تي تصدق جي لاءِ شير يني وغيره ڪٺي وڃن ٿا.

تَجِدُوْا فَاِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿١٢﴾ ءَاَشْفَقْتُمْ اَنْ تُقَدِّمُوْا بَيْنَ

ته الله بخشڻهار مهربان آهي. ڇا توهان هن ڳالهه کان ڊڄي ويا جو پنهنجي عرض کان اڳ ۾ ڪجهه صدقو ڏيئي ڇڏيو

يَدَيْ نَجْوٰىكُمْ صَدَقٰتٍ ۭ فَاِذْ لَمْ تَفْعَلُوْا وَتَابَ اللّٰهُ عَلَيْكُمْ

ڦ٤٣ پوءِ جڏهن ايئن نه ڪيو ۽ الله پنهنجي مهر سان توهان تي رجوع فرمايو

فَاَقِيْمُوا الصَّلٰوةَ وَاٰتُوا الزَّكٰوةَ وَاَطِيْعُوا اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ ۭ

ڦ٤٤ پوءِ نماز قائم رکو ۽ زڪوٰة ادا ڪريو ۽ الله ۽ ان جي رسول جا فرمانبردار رهو ۽

وَاللّٰهُ خَبِيْرٌۢ بِمَا تَعْمَلُوْنَ ﴿١٣﴾ اَلَمْ تَرَ اِلَى الَّذِيْنَ تَوَلَّوْا قَوْمًا

الله توهان جي عملن کي ڄاڻي ٿو. ڇا تو انهن کي نه ڏٺو جن اهڙيءَ قوم سان دوستي رکي

غَضِبَ اللّٰهُ عَلَيْهِمْ ۭ مَا هُمْ مِّنْكُمْ وَلَا مِنْهُمْ ۙ وَيَحْلِفُوْنَ

جن تي الله جو قهر آهي ڦ٤٥ اهي نه ته توهان مان آهن ۽ نه انهن مان ڦ٤٦ اهي ڄاڻي واڻي

عَلَى الْكَذِبِ وَهُمْ يَعْلَمُوْنَ ﴿١٤﴾ اَعَدَّ اللّٰهُ لَهُمْ عَذَابًا شَدِيْدًا ۭ

ڪوڙا قسم کڻن ٿا ڦ٤٧. الله انهن جي واسطي سخت عذاب تيار ڪري رکيو آهي

اِنَّهُمْ سَاۗءَ مَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿١٥﴾ اِتَّخَذُوْٓا اَيْمَانَهُمْ جُنَّةً

بيشڪ اهي نهايت بُرا ڪم ڪن ٿا. انهن پنهنجي قسمن کي ڦ٤٨ ڍال بنائي ورتو آهي

فَصَدُّوْا عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ فَلَهُمْ عَذَابٌ مُّهِيْنٌ ﴿١٦﴾ لَنْ

ڦ٤٩ پوءِ الله جي راهه کان روڪيائون ڦ٥٠ پوءِ انهن جي واسطي خواري جو عذاب آهي ڦ٥١ سندن

تُغْنِيَ عَنْهُمْ اَمْوَالُهُمْ وَلَآ اَوْلَادُهُمْ مِّنَ اللّٰهِ شَيْـــًٔا ۭ اُولٰۗىِٕكَ

مال ۽ اولاد الله جي اڳيان ڪين ڪو فائدو ڪونه ڏيندا ڦ٥٢ اهي

اَصْحٰبُ النَّارِ ۭ هُمْ فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ﴿١٧﴾ يَوْمَ يَبْعَثُهُمُ اللّٰهُ جَمِيْعًا

دوزخي آهن انهن کي ان ۾ هميشه رهڻو آهي جنهن ڏينهن الله انهن سڀني کي اٿاريندو ته ان

فَيَحْلِفُوْنَ لَهٗ كَمَا يَحْلِفُوْنَ لَكُمْ وَيَحْسَبُوْنَ اَنَّهُمْ عَلٰي

جي بارگاه ۾ به اهڙا قسم کڻندا جيئن توهان جي اڳيان کڻن ٿا ڦ٥٣ ۽ اهي ائين سمجهن ٿا ته انهن ڪا ڪار نامو

شَيْءٍ ۭ اَلَآ اِنَّهُمْ هُمُ الْكٰذِبُوْنَ ﴿١٨﴾ اِسْتَحْوَذَ عَلَيْهِمُ الشَّيْطٰنُ

سرانجام ڏنو ڦ٥٤ پڌرو ٿا بيشڪ اهي ئي ڪوڙا آهن. ڦ٥٥ انهن تي شيطان غالب اچي ويو

ع ٧ ٢

ڦ٤٣ پنهنجي غريبي ۽ محتاجي جي ڪري. ڦ٤٤ ۽ صدقي جي تقديم جي حڪم جي پڪڙ توهان تان کڻي ڇڏي ۽ توهان کي اختيار ڏيئي ڇڏيو. ڦ٤٥ جن ماڻهن تي الله تعالىٰ جو غضب آهي، انهن مان مراد يهودي آهن ۽ انهن سان دوستي ڪرڻ وارا منافق. شانِ نزول:- هيءَ آيت منافقن جي حق ۾ نازل ٿي، جن يهودين سان دوستي ڪئي ۽ انهن جي خير خواهي ۾ لڳا رهيا ۽ مسلمانن جا راز انهن کي پڌا ائيندا هئا. ڦ٤٦ يعني نه مسلمان نه يهودي، بلڪ منافق آهن مذبذب. ڦ٤٧ شانِ نزول:- هيءَ آيت عبدالله بن نبتل منافق جي حق ۾ نازل ٿي جيڪو محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي مجلس ۾ حاضر رهندو هو ۽ اتان جي ڳالهه يهودين وٽ پهچائيندو هو. هڪ ڏينهن محبوب حضور اقدس صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن دولت سراءِ اقدس ۾ تشريف فرما هئا. حضور محبوب سائين جن فرمايو هن وقت هڪ ماڻهو ايندو، جنهن جي دل نهايت سخت ۽ شيطان جي اکين سان ڏسي ٿو. ٿوري دير کان پوءِ عبدالله بن نبتل آيو، ان جون اکيون نيريون هيون. حضور محبوب صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن ان کي فرمايو ته تون ۽ تنهنجا ساٿي اسان کي ڇو گاريون ڏين ٿا. اهو قسم کڻي ويو ته ايئن نه ٿو ڪري ۽ پنهنجن دوستن کي وٺي آيو ۽ انهن به قسم کنيو ته اسان توهان کي گاريون نه ڏنيون آهن. ان تي هي آيت ڪريمه نازل ٿي. ڦ٤٨ جيڪي ڪوڙا آهن.

ڦ٤٩ ته پنهنجي جان ۽ مال محفوظ رهي. ڦ٥٠ يعني منافقن پنهنجي ان حيلي سازي سان ماڻهن کي جهاد کان روڪيو ۽ ڪن مفسرن چيو ته معنيٰ هيءَ آهي ته ماڻهن کي اسلام ۾ داخل ٿيڻ کان روڪيو. ڦ٥١ آخرت ۾. ڦ٥٢ ۽ قيامت جي ڏينهن انهن کي عذاب الاهي کان بچائي نه سگهندا. ڦ٥٣ جو دنيا ۾ مخلص مؤمن هئا. ڦ٥٤ يعني اهي پنهنجن ڪوڙن قسمن کي ڪارآمد سمجهن ٿا. ڦ٥٥ پنهنجن قسمن ۾ اهڙا ڪوڙا، جو دنيا ۾ به ڪوڙ ڳالهائيندا رهيا ۽ آخرت ۾ به رسول جي اڳيان به ۽ خدا جي اڳيان به.

فَاَنْسٰىهُمْ ذِكْرَ اللّٰهِ ؕ اُولٰٓئِكَ حِزْبُ الشَّيْطٰنِ ؕ اَلَآ اِنَّ حِزْبَ

پوءِ انهن کان الله جي ياد وساري ڇڏائين، اُهي شيطان جي ٽولي جا آهن، ٻُڌو بيشڪ شيطان جو ٽولو

الشَّيْطٰنِ هُمُ الْخٰسِرُوْنَ ﴿١٩﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ يُحَآدُّوْنَ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗٓ

گهاٽي ۾ آهي. ف٥٦ بيشڪ جيڪي الله ۽ ان جي رسول جي مخالفت ڪن ٿا اهي سڀني کان

اُولٰٓئِكَ فِى الْاَذَلِّيْنَ ﴿٢٠﴾ كَتَبَ اللّٰهُ لَاَغْلِبَنَّ اَنَا وَرُسُلِيْ ؕ

وڌيڪ ذليلن مان آهن. الله لکي ڇڏيو ف٥٧ ته ضرور غالب ايندس مان ۽ منهنجا رسول ف٥٨

اِنَّ اللّٰهَ قَوِيٌّ عَزِيْزٌ ﴿٢١﴾ لَا تَجِدُ قَوْمًا يُّؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ

بيشڪ الله قوت وارو عزت وارو آهي. هرگز نه لهندين تون انهن ماڻهن کي جيڪي يقين رکن ٿا الله ۽ آخرت

الْاٰخِرِ يُوَآدُّوْنَ مَنْ حَآدَّ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ وَلَوْ كَانُوْٓا اٰبَآءَهُمْ

جي ڏينهن تي جو دوستي رکن انهن سان جن الله ۽ ان جي رسول جي مخالفت ڪئي ف٥٩ جيتوڻيڪ اهي سندن ابا ڏاڏا

اَوْ اَبْنَآءَهُمْ اَوْ اِخْوَانَهُمْ اَوْ عَشِيْرَتَهُمْ ؕ اُولٰٓئِكَ كَتَبَ فِىْ

پُٽ پوٽا يا ڀائر يا ڪٽنب وارا هجن ف٦٠ اهي آهن جن جي دلين ۾ الله ايمان کي

قُلُوْبِهِمُ الْاِيْمَانَ وَاَيَّدَهُمْ بِرُوْحٍ مِّنْهُ ؕ وَيُدْخِلُهُمْ جَنّٰتٍ

نقش فرمائي ڇڏيو ۽ پنهنجي طرف کان روح سان انهن جي مدد فرمائي اٿائين ف٦١ ۽ انهن کي باغن ۾

تَجْرِىْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ؕ رَضِىَ اللّٰهُ عَنْهُمْ

وٺي ويندو جن جي هيٺان نهرون جاري آهن انهن ۾ هميشه رهندا الله انهن کان راضي ف٦٢ ۽ اُهي

وَرَضُوْا عَنْهُ ؕ اُولٰٓئِكَ حِزْبُ اللّٰهِ ؕ اَلَآ اِنَّ حِزْبَ اللّٰهِ هُمُ

الله کان راضي ف٦٣ اها الله جي جماعت آهي ٻُڌو بيشڪ الله جي جماعت وارا ئي

الْمُفْلِحُوْنَ ﴿٢٢﴾ ع

ڪامياب آهن

ع ٣ ٩




سُورة حشر مدني آهي هن ۾ چوويهه آيتون ۽ ٽي رڪوع آهن

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١

ف٥٦ جو جنت جي دائمي نعمتن کان محروم ۽ جهنم جي ابدي عذاب ۾ گرفتار. ف٥٧ لوح محفوظ ۾. ف٥٨ حجت سان يا تلوار سان گڏ. ف٥٩ يعني مؤمنن سان اهو ٿي ئي نٿو سگهي ۽ انهن جو اهو شان ئي نه آهي ۽ ايمان پسند ئي نٿو ڪري انکي ته خدا ۽ رسول جي دشمن سان دوستي ڪري. مسئلو: هن آيت مان معلوم ٿيو ته بد دينن، بد مذهبن ۽ خدا ۽ رسول جي شان مبارڪ ۾ گستاخي ۽ بي ادبي ڪرڻ وارن سان مودت ۽ ميل جول جائز نه آهي. ف٦٠ جيئن حضرت ابو عبيده بن جراح جنگ احد ۾ پنهنجي پيءُ الجراح کي قتل ڪيو ۽ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالى عنه بدر جي ڏينهن پنهنجي پُٽ عبد الرحمان کي جنگ جي لاءِ طلب ڪيو پر محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالى عليه وآله وسلم جن کين ان جنگ جي اجازت نه ڏني ۽ مصعب بن عمير پنهنجي ڀاءُ عبد الله بن عمير کي قتل ڪيو ۽ حضرت عمر بن خطاب رضي الله تعالى عنه پنهنجي مامي عاص بن هشام بن مغيره کي قتل ڪيو ۽ حضرت علي المرتضى رضي الله تعالى عنه، حمزه ۽ ابو عبيده، ربيعه جي پُٽن عتبه ۽ شيبه کي ۽ وليد بن عتبه کي بدر ۾ قتل ڪيو جيڪي انهن جا رشتيدار هئا. خدا ۽ رسول تي ايمان آڻڻ وارن کي قرابت ۽ رشتيداري جو ڪهڙو لحاظ. ف٦١ ان روح مان يا الله تعالى جي مدد مُراد آهي يا ايمان يا قرآن يا جبرئيل يا رحمت الاهي يا نور.

ف٦٢ انهن جي ايمان، اخلاص ۽ طاعت جي سبب. ف٦٣ ان جي رحمت ۽ ڪرم سان.

ف١ سُورة حشر مدني آهي، هن ۾ ٽي رڪوع، چوويهه آيتون، چار سؤ پنجيتاليهه ڪلما ۽ هڪ هزار نوسؤ ٽيرهن حرف آهن.

سَبَّحَ لِلّٰهِ مَا فِی السَّمٰوٰتِ وَمَا فِی الْاَرْضِ ۚ وَهُوَ الْعَزِیْزُ الْحَكِیْمُ ﴿۱﴾
الله جي پاڪائي بيان ڪن ٿا جيڪي به آسمانن ۾ آهن ۽ جيڪي زمين ۾ ۽ اهو عزت ۽ حڪمت وارو آهي ٢ اهو ئي

هُوَ الَّذِیْۤ اَخْرَجَ الَّذِیْنَ كَفَرُوْا مِنْ اَهْلِ الْكِتٰبِ مِنْ
آهي جنهن انهن ڪتابي ڪافرن کي ٣ انهن جي گهرن مان تڙي ڪڍيو

دِیَارِهِمْ لِاَوَّلِ الْحَشْرِ ؕ مَا ظَنَنْتُمْ اَنْ یَّخْرُجُوْا وَظَنُّوْۤا اَنَّهُمْ
٤ انهن جي پهرين حشر جي واسطي ٥ تو کي گمان نه هو ته اهي نڪرندا ٦ ۽ اهي سمجهندا هئا ته انهن کي سندن

مَّا نِعَتُهُمْ حُصُوْنُهُمْ مِّنَ اللّٰهِ فَاَتٰىهُمُ اللّٰهُ مِنْ حَیْثُ لَمْ
ڪوٽ قلعا الله کان بچائيندا پوءِ الله جو حڪم انهن وٽ آيو جتان انهن جو گمان به

یَحْتَسِبُوْا ۗ وَقَذَفَ فِیْ قُلُوْبِهِمُ الرُّعْبَ یُخْرِبُوْنَ بُیُوْتَهُمْ
نه هو ۽ ان انهن جي دلين ۾ رُعب وجهي ڇڏيو ٨ جو پنهنجا گهر ويران ڪن ٿا

بِاَیْدِیْهِمْ وَاَیْدِی الْمُؤْمِنِیْنَ ۗ فَاعْتَبِرُوْا یٰۤاُولِی الْاَبْصَارِ ﴿۲﴾
پنهنجي هٿن سان ٩ ۽ مسلمانن جي هٿن سان ١٠ پوءِ عبرت وٺو اي نظر وارؤ! ۽

وَلَوْلَاۤ اَنْ كَتَبَ اللّٰهُ عَلَیْهِمُ الْجَلَآءَ لَعَذَّبَهُمْ فِی الدُّنْیَا ؕ
جيڪڏهن نه هجي ها الله جو انهن تي جلاوطني لکي ڇڏڻ ته دنيا ۾ ئي انهن تي عذاب فرمائي ها ١١ ۽ انهن جي

وَلَهُمْ فِی الْاٰخِرَةِ عَذَابُ النَّارِ ﴿۳﴾ ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ شَآقُّوا اللّٰهَ
واسطي ١٢ آخرت ۾ باهه جو عذاب آهي. اهو هن ڪري جو اهي الله ۽ ان جي رسول سان ڦٽل رهيا ١٣

وَرَسُوْلَهٗ ۚ وَمَنْ یُّشَآقِّ اللّٰهَ فَاِنَّ اللّٰهَ شَدِیْدُ الْعِقَابِ ﴿۴﴾
۽ جيڪو الله (۽ ان جي رسول) سان مخالفت ڪندو ته پوءِ بيشڪ الله جو عذاب سخت آهي.

مَا قَطَعْتُمْ مِّنْ لِّیْنَةٍ اَوْ تَرَكْتُمُوْهَا قَآىِٕمَةً عَلٰۤى اُصُوْلِهَا
جيڪي وڻ توهان ڪٽيا، يا انهن کي سندن پاڙن تي بيٺل ڇڏيو اهو سمورو الله جي اجازت سان

فَبِاِذْنِ اللّٰهِ وَلِیُخْزِیَ الْفٰسِقِیْنَ ﴿۵﴾ وَمَاۤ اَفَآءَ اللّٰهُ عَلٰى رَسُوْلِهٖ
هو ١٤ ۽ هن ڪري ته فاسقن کي خوار خراب ڪري. ١٥ ۽ جيڪا غنيمت ڏياري الله پنهنجي رسول کي

مِنْهُمْ فَمَاۤ اَوْجَفْتُمْ عَلَیْهِ مِنْ خَیْلٍ وَّلَا رِكَابٍ وَّلٰكِنَّ
انهن کان ١٦ پوءِ توهان انهن تي نه ته پنهنجا گهوڙا ڊڪايا هئا ۽ نه اُٺ ١٧ ها ئو الله

وقف النبي عليه السلام

ف٢ شانِ نزول:- هي سورة بني نضير جي حق ۾ نازل ٿي، هي ماڻهو يهودي هئا. جڏهن محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن مدينه طيبه ۾ رونق افروز ٿيا ته انهن محبوب اقدس جن سان هن شرط تي صلح ڪيو ته، نه ساڻن گڏ ٿي ڪري ڪنهن سان وڙهن، نه ساڻن جنگ ڪن. جڏهن جنگ بدر ۾ اسلام جي فتح ٿي ته بني نضير چيو ته هي اهو ئي نبي آهي، جن جي صفت توريت ۾ آهي. وري جڏهن جنگ احد ۾ مسلمانن کي شڪست جي صورت پيش آئي ته اهي شڪ ۾ پيا ۽ انهن محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن ۽ سندن نيازمندن سان دشمني جو اظهار ڪيو ۽ جيڪو معاهدو ڪيو هئائون سو ٽوڙي ڇڏيائون ۽ انهن جو هڪ سردار ڪعب بن اشرف يهودي چاليهن يهودين سوارن کي ساڻ ڪري مڪه مڪرمه پهتو ۽ ڪعبه معظمه جا پردا پڪڙي ڪري قريش جي سردارن سان محبوب ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن جي خلاف معاهدو ڪيائين. الله تعالىٰ جي علم ڏيڻ سان حضور محبوب سائين جن ان حال کان واقف هئا ۽ بني نضير کان هڪ ٻي خيانت به واقع ٿي چڪي هئي ته انهن قلعي جي مٿان محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن تي فاسد ارادي سان پٿر ڪيرايو هو. الله تعالىٰ، حضور پرنور محبوب حضرت پيغمبر ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن کي خبردار ڪري ڇڏيو ۽ الله تعالىٰ جي فضل سان حضور محبوب جن محفوظ رهيا. مطلب ته جڏهن بني نضير جي يهودين خيانت ڪئي ۽ واعدو ٽوڙيو ۽ قريش جي ڪافرن سان محبوب سائين جن جي خلاف واعدو ڪيو ته محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن محمد بن مسلمه انصاري کي حڪم ڏنو ۽ ان ڪعب بن اشرف کي قتل ڪري ڇڏيو، پوءِ محبوب سائين جن لشڪر سان گڏ بني نضير جي طرف روانا ٿيا ۽ انهن جو گهيرو ڪري ورتائون. اهو گهيرو ايڪويهه ڏينهن رهيو. ان وچ ۾ منافقن، يهودين سان همدردي ۽ موافقت جا گهڻا معاهدا ڪيا، پر الله تعالىٰ تن سڀني کي ناڪام ڪيو ۽ يهودين جي دلين ۾ رعب وڌو. آخرڪار انهن کي حضور محبوب سائين جن جي حڪم مبارڪ سان جلاوطن ٿيڻو پيو ۽ اهي شام، اريحا ۽ خيبر ڏانهن هليا ويا. ف٣ يعني بني نضير جي يهودين کي. ف٤ جيڪي مدينه طيبه ۾ هئا. ف٥ اها جلاوطني انهن جو پهريون حشر آهي ۽ ٻيو حشر انهن جو هي آهي ته امير المؤمنين حضرت عمر رضى الله تعالىٰ عنه انهن کي پنهنجي خلافت جي زماني ۾ خيبر کان شام ڏانهن ڪڍيو يا آخري حشر قيامت جي ڏينهن جو حشر آهي ته باهه سڀني ماڻهن کي سرزمين شام جي طرف وٺي ويندي ۽ اتي انهن تي قيامت قائم ٿيندي. هن کان پوءِ اسلام وارن کي خطاب فرمايو وڃي ٿو. ف٦ مدينه طيبه مان، ڇو ته اهي قوت ۽ لشڪر وارا هئا، مضبوط قلعا رکندا هئا، انهن جو تعداد گهڻو هو، جاگيردار ۽ مالدار هئا.

ف٧ يعني خطرو به نه هو ته مسلمان انهن تي حملو ڪندا ٿي سگهن ٿا. ف٨ سندن سردار ڪعب بن اشرف جي قتل سان. ف٩ ۽ انهن کي ڊاهن ٿا ته جيئن جيڪا ڪاٺي وغيره انهن کي سٺي معلوم ٿئي، اها جلاوطن ٿيندي پاڻ سان کڻي وڃن. ف١٠ انهن جي گهرن جا جيڪي حصا باقي رهجي ويندا هئا، تن کي مسلمان ڪيرائي ڇڏيندا هئا ته جيئن جنگ جي لاءِ ميدان صاف ٿي وڃي. ف١١ ۽ انهن کي قتل ۽ قيد ۾ مبتلا ڪري ها جيئن بني قريظه جي يهودين سان ڪيائين. ف١٢ هر حال ۾ ٽوڙي جلاوطن ڪيا وڃن يا قتل ڪيا وڃن. ف١٣ يعني مخالفت تي رهيا. ف١٤ شانِ نزول:- جڏهن بني نضير پنهنجن قلعن ۾ پناهه گزين ٿيا ته سيد عالم محبوب مڪرم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن انهن جي وڻن ڪپڻ ۽ انهن کي ساڙي ڇڏڻ جو حڪم ڏنو. اُن تي اهي خدا جا دشمن گهڻو گهبرائجي ويا ۽ ڏکوئجي ويا ۽ چوڻ لڳا ته ڇا توهان جي ڪتاب ۾ ان جو حڪم آهي. مسلمان ان باري ۾ مختلف ٿي ويا. ڪن چيو ته وڻ نه ڪپيو، اهو غنيمت آهي، جيڪا الله تعالىٰ اسان کي عطا فرمائي. ڪن چيو ته ان سان ڪافرن کي خوار ڪرڻ ۽ انهن کي ڪاوڙ ڏيارڻ منظور آهي. اُن تي هي آيت ڪريمه نازل ٿي ۽ ان ۾ ٻڌايو ويو ته مسلمانن ۾ جيڪي وڻ ڪپڻ وارا آهن، انهن جو عمل به درست آهي ۽ جيڪي ڪپڻ نٿا چاهين، سي به ٺيڪ چون ٿا، ڇو ته وڻن جو ڪپڻ ۽ ڇڏي ڏيڻ اهي ٻئي الله تعالىٰ جي حڪم ۽ اجازت سان آهن. ف١٥ يعني يهودين کي ذليل ڪري ۽ وڻن ڪپڻ جي اجازت ڏيئي ڪري. ف١٦ يعني بني نضير جي يهودين کان. ف١٧ يعني ان لاءِ توهان کي ڪا مشقت ۽ تڪاوٽ سهڻي نه پئي، فقط ٻن ميلن جو مفاصلو هو. سڀ ماڻهو پيادل هليا ويا. صرف محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن سوار هئا.

اللهَ يُسَلِّطُ رُسُلَهٗ عَلٰى مَنْ يَّشَآءُ ۭ وَاللهُ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ۝۶

پنهنجي رسولن کي غلبو ڏئي ٿو جنهن تي چاهي ف١٨ ۽ الله سڀ ڪجهه ڪري سگهي ٿو

مَآ اَفَآءَ اللهُ عَلٰى رَسُوْلِهٖ مِنْ اَهْلِ الْقُرٰى فَلِلّٰهِ وَلِلرَّسُوْلِ

جيڪا غنيمت ڏياري الله پنهنجي رسول کي شهر وارن کان ف١٩ اها الله ۽ رسول جي آهي

وَلِذِى الْقُرْبٰى وَالْيَتٰمٰى وَالْمَسٰكِيْنِ وَابْنِ السَّبِيْلِ ۙ

۽ رشتي دارن ف٢٠ ۽ يتيمن ۽ مسڪينن ۽ مسافرن جي واسطي

كَيْ لَا يَكُوْنَ دُوْلَةًۢ بَيْنَ الْاَغْنِيَآءِ مِنْكُمْ ۭ وَمَآ اٰتٰىكُمُ

جيئن (فقط) توهان جي دولت مندن جي واسطي مال نه ٿي وڃي ف٢١ ۽ جو ڪجهه

الرَّسُوْلُ فَخُذُوْهُ ۤ وَمَا نَهٰىكُمْ عَنْهُ فَانْتَهُوْا ۚ وَاتَّقُوا اللهَ ۭ

توهان کي رسول عطا فرمائي اهو وٺو ف٢٢ ۽ جنهن کان منع فرمائي انهي کان رُڪجي وڃو ۽ الله کان ڏڄو ف٢٣

اِنَّ اللهَ شَدِيْدُ الْعِقَابِ ۝۷ لِلْفُقَرَآءِ الْمُهٰجِرِيْنَ الَّذِيْنَ

بيشڪ الله جو عذاب سخت آهي ف٢٤. انهن هجرت ڪندڙ فقيرن جي واسطي

اُخْرِجُوْا مِنْ دِيَارِهِمْ وَاَمْوَالِهِمْ يَبْتَغُوْنَ فَضْلًا مِّنَ

جن کي پنهنجي گهرن ۽ مال کان ڪڍيو ويو ف٢٥ الله جو فضل ف٢٦

اللهِ وَرِضْوَانًا وَّيَنْصُرُوْنَ اللهَ وَرَسُوْلَهٗ ۭ اُولٰٓئِكَ هُمُ

۽ ان جي رضا چاهن ٿا ۽ الله ۽ ان جي رسول جي مدد ڪن ٿا ف٢٧ اهي ئي

الصّٰدِقُوْنَ ۝۸ ۚ وَالَّذِيْنَ تَبَوَّؤُ الدَّارَ وَالْاِيْمَانَ مِنْ قَبْلِهِمْ

سچا آهن ف٢٨ ۽ جن اڳي کان ف٢٩ هن شهر ف٣٠ ۽ ايمان ۾ گهر ٺاهي رکيو ف٣١

يُحِبُّوْنَ مَنْ هَاجَرَ اِلَيْهِمْ وَلَا يَجِدُوْنَ فِيْ صُدُوْرِهِمْ

دوست رکن ٿا انهن کي جيڪي انهن جي طرف هجرت ڪري آيا ف٣٢ ۽ پنهنجي دلين ۾ ڪا ضرورت نه ٿا

حَاجَةً مِّمَّآ اُوْتُوْا وَيُؤْثِرُوْنَ عَلٰٓى اَنْفُسِهِمْ وَلَوْ كَانَ بِهِمْ

ڏسن ف٣٣ ان شيءِ جي جيڪا کين ڏني وئي ف٣٤ ۽ پنهنجي پاڻ تي انهن کي ترجيح ڏين ٿا ف٣٥ جيتوڻيڪ انهن کي

خَصَاصَةٌ ۭ ۛ وَمَنْ يُّوْقَ شُحَّ نَفْسِهٖ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُفْلِحُوْنَ ۝۹ ۚ

سخت محتاجي هجي ف٣٦ ۽ جيڪو پنهنجي نفس جي لالچ کان بچايو ويو ف٣٧ پوءِ اهي ئي ڪامياب آهن

وقف لازم

ف١٨ پنهنجن دشمنن مان مراد هي آهي ته بني نضير کان جيڪي به غنيمتون حاصل ٿيون، انهن جي لاءِ مسلمانن کي جنگ ڪرڻي نه پئي. الله تعالیٰ پنهنجي محبوب رسول ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کي انهن تي مسلط ڪري ڇڏيو ته پوءِ اهو مال محبوب سائين جن جي مرضي مبارڪ تي آهي، جتي چاهين، خرچ ڪن. حضرت محبوب پيغمبر ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن اهو مال مهاجرن تي خرچ ڪيو ۽ انصار مان فقط ٽن حاجتمند ماڻهن کي ڏنو ۽ اهي ابو دجانه سماڪ بن خرشه، سهل بن حنيف ۽ حارث بن صمه آهن. ف١٩ پهرين آيت ۾ غنيمت جو جيڪو حڪم ذڪر ٿيو، هن آيت ۾ انهي جو تفصيل آهي ۽ ڪن مفسرن ان قول جي مخالفت ڪئي ۽ فرمايائون ته پهرين آيت بني نضير جي مالن جي باري ۾ نازل ٿي، انهن کي الله تعالیٰ پنهنجي رسول جي لاءِ خاص ڪيو ۽ هي آيت هرانهن شهرن جي غنيمتن جي باري ۾ آهي، جنهن کي مسلمان پنهنجي قوت سان حاصل ڪن. (مدارڪ). ف٢٠ رشتيدارن مان مراد محبوب نبي ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جا قرابت وارا آهن يعني بني هاشم ۽ بني مُطلب. ف٢١ ۽ غريب ۽ فقير نقصان ۾ رهن، جيئن جاهليت جي زماني ۾ دستور هو ته غنيمت مان چوٿون حصو ته سردار ڪٽي ويندو هو، باقي قوم جي لاءِ ڇڏي ڏيندو هو ان مان مالدار ماڻهو تمام گهڻو ڪٽي ويندا هئا ۽ غريبن لاءِ تمام ٿورو بچندو هو. انهي معمول جي مطابق ماڻهن محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کي عرض گذاريو ته پاڻ ڪريم جن غنيمت مان چوٿون حصو کڻو فرمائن، باقي اسين پاڻ ۾ تقسيم ڪنداسين. الله تعالیٰ ان جو رد فرمائي ڇڏيو ۽ تقسيم جو اختيار محبوب مختار سيد الابرار حضرت پيغمبر ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کي ڏيڻ فرمايو ۽ پڻ ان جو طريقو ارشاد فرمايو. ف٢٢ غنيمت مان ڇو ته اهو توهان جي لاءِ حلال آهي ۽ هي معنیٰ آهي ته محبوب رسول ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن توهان کي جيڪو حڪم ڏين، ان جي تابعداري ڪريو، ڇو ته محبوب نبي ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي اطاعت هر حڪم ۾ واجب آهي. ف٢٣ حضرت محبوب نبي ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي مخالفت نه ڪريو ۽ سندن ارشاد جي تعميل ۾ سستي نه ڪريو. ف٢٤ انهن تي، جيڪي محبوب رسول ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي نافرماني ڪن ۽ غنيمت جي مال ۾ جيئن ته مٿي ذڪر ڪيل ماڻهن جو حق آهي، ايئن ئي. ف٢٥ ۽ انهن جي گهرن ۽ مال تي مڪي جي ڪافرن قبضو ڪري ورتو. مسئلو:- هن آيت مان ثابت ٿيو ته ڪافر غلبي سان مسلمانن جي مالن جا مالڪ ٿي وڃن ٿا. ف٢٦ يعني آخرت جو ثواب. ف٢٧ پنهنجي جان ۽ مال سان دين جي مدد ۾. ف٢٨ ايمان ۽ اخلاص ۾. قتاده فرمايو ته انهن مهاجرن گهر ۽ مال ۽ ڪٽنب الله تعالیٰ ۽ ان جي رسول جي محبت ۾ ڇڏيا ۽ اسلام قبول ڪيو ۽ انهن سڀني سختين ۽ تڪليفن کي پسند ڪيو، جيڪي اسلام قبول ڪرڻ جي سبب کان انهن کي پيش آيون ۽ انهن جون حالتون ايستائين وڃي پهتيون جو بک جي سختي کان پيٽ تي پٿر ٻڌندا هئا ۽ سياري ۾ ڪپڙن نه هجڻ سبب ڦلڻن ۽ غارن ۾ گذارو ڪندا هئا. حديث شريف ۾ آهي ته مهاجر فقير شاهوڪارن کان چاليهه سال اڳ جنت ۾ ويندا. ف٢٩ يعني مهاجرن کان اڳ يا انهن جي هجرت کان اڳ يا محبوب نبي ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي تشريف آوري کان اڳ. ف٣٠ مدينه پاڪ. ف٣١ يعني مدينه پاڪ کي وطن ۽ ايمان کي پنهنجو مستقر بنايو ۽ اسلام آندو ۽ محبوب صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي تشريف آوري کان ٻه سال اڳ مسجدون ٺاهيون، انهن جو هي حال آهي ته. ف٣٢ اهڙي طرح انهن کي پنهنجن گهرن ۾ رهائن ٿا، پنهنجن مالن ۾ انهن کي اڌ جو شريڪ ڪن ٿا. ف٣٣ يعني انهن جي دلين ۾ ڪا خواهش ۽ طلب ئي پيدا نٿي ٿئي. ف٣٤ يعني مهاجرن کي جيڪي غنيمت جا مال ڏنا ويا انهن جي دلين ۾ انهن جي ڪا خواهش پيدا نه ٿي ٿئي، رشڪ ته ڇا ٿئي، محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي برڪت سان دليون اهڙيون پاڪ ٿي ويون جو انصار، مهاجرن سان اهو سلوڪ ڪن ٿا. ف٣٥ يعني مهاجرن کي. ف٣٦ شان نزول:- حديث شريف ۾ آهي ته محبوب رسول ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي خدمت ۾ هڪ بکايل شخص آيو. محبوب سائين جن ازواج مطهرات جي حجرن کان معلوم ڪرايو ته کائڻ جي ڪا شي آهي؟ معلوم ٿيو ته ڪنهن به بيبي صاحبه وٽ ڪجهه به نه آهي. تڏهن محبوب سائين جن صحابه ڪرام کي فرمايو جيڪو هن شخص کي مهمان بنائي، الله پاڪ ان تي رحمت فرمائي. حضرت ابو طلحه انصاري اٿي بيٺو ۽ محبوب پاڪ کان اجازت وٺي مهمان کي پنهنجي گهر وٺي ويو، گهر وڃي گهر واري کان معلوم ڪيائين ته ڪجهه آهي، ان چيو ڪجهه نه، البت ٻارن لاءِ ٿورو کاڌو رکيل آهي. حضرت ابو طلحه فرمايو ٻارن کي خوش ڪري سمهاري ڇڏ ۽ جڏهن مهمان کائڻ ويهي ته ڏيئو درست ڪرڻ لاءِ اُٿ ۽ ڏيئي کي وسائي ڇڏ ته جيئن اهو چڱي طرح کائي. هي ان لاءِ تجويز ڪيائين ته مهمان هي نه ڄاڻي سگهي ته گهر وارا ساڻس گڏ نه ٿا کائن ڇو ته ان کي اهو معلوم ٿيندو ته اهو اصرار ڪندو ۽ کاڌو گهٽ آهي بکيو رهجي ويندو، اهڙي طرح مهمان کي

وَالَّذِيْنَ جَآءُوْ مِنْ بَعْدِهِمْ يَقُوْلُوْنَ رَبَّنَا اغْفِرْ لَنَا

۽ اهي جيڪي انهن کان پوءِ آيا ف٣٨ عرض ڪن ٿا اي اسان جا رب اسان کي معاف فرماءِ ۽

وَلِاِخْوَانِنَا الَّذِيْنَ سَبَقُوْنَا بِالْاِيْمَانِ وَلَا تَجْعَلْ فِيْ قُلُوْبِنَا

اسان جي ڀائرن کي جن اسان کان اڳي ايمان آندو ۽ اسان جي دلين ۾ ايمان وارن جي لاءِ

غِلًّا لِّلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا رَبَّنَآ اِنَّكَ رَءُوْفٌ رَّحِيْمٌ ﴿١٠﴾ اَلَمْ تَرَ اِلَى

ڪينو نه رک ف٣٩ اي اسان جا رب بيشڪ تون ئي نهايت مهربان رحم وارو آهين. ڇا تو منافقن

ع ١٠

الَّذِيْنَ نَافَقُوْا يَقُوْلُوْنَ لِاِخْوَانِهِمُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْ اَهْلِ

کي نه ڏٺو ف٤٠ جو پنهنجي ڪافر ڪتابي ڀائرن ف٤١ کي چون ٿا ته

الْكِتٰبِ لَئِنْ اُخْرِجْتُمْ لَنَخْرُجَنَّ مَعَكُمْ وَلَا نُطِيْعُ فِيْكُمْ

جيڪڏهن توهان کي ڪڍيو ويو ف٤٢ ته اسان ضرور توهان سان گڏ نڪري وينداسي ۽ توهان جي باري ۾ ڪنهن جو

اَحَدًا اَبَدًا ۙ وَّاِنْ قُوْتِلْتُمْ لَنَنْصُرَنَّكُمْ ۭ وَاللّٰهُ يَشْهَدُ اِنَّهُمْ

چيو نه ڪنداسي ف٤٣ ۽ جيڪڏهن توهان سان لڙائي ٿي ته اسان ضرور توهان جي مدد ڪنداسي ۽ الله شاهد آهي

لَكٰذِبُوْنَ ﴿١١﴾ لَئِنْ اُخْرِجُوْا لَا يَخْرُجُوْنَ مَعَهُمْ ۚ وَلَئِنْ قُوْتِلُوْا

ته اهي ڪوڙا آهن. ف٤٤ جيڪڏهن اهي ڪڍيا ويا ف٤٥ ته هي انهن سان نه نڪرندا ۽ جي انهن سان لڙائي ٿي

لَا يَنْصُرُوْنَهُمْ ۚ وَلَئِنْ نَّصَرُوْهُمْ لَيُوَلُّنَّ الْاَدْبَارَ ۣ ثُمَّ لَا يُنْصَرُوْنَ ﴿١٢﴾

ته هي انهن جي مدد نه ڪندا ف٤٦ ۽ جيڪڏهن انهن جي مدد ڪيائون به ته ضرور پٺي ڏيئي ڀڄندا ف٤٧ پوءِ سندن مدد نه ٿيندي.

لَاَنْتُمْ اَشَدُّ رَهْبَةً فِيْ صُدُوْرِهِمْ مِّنَ اللّٰهِ ۭ ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ

بيشڪ ف٤٨ انهن جي دلين ۾ الله کان وڌيڪ توهان جو ڊپ آهي ف٤٩ هيءُ ان ڪري جو اهي بي سمجهه

قَوْمٌ لَّا يَفْقَهُوْنَ ﴿١٣﴾ لَا يُقَاتِلُوْنَكُمْ جَمِيْعًا اِلَّا فِيْ قُرًى مُّحَصَّنَةٍ

ماڻهو آهن. ف٥٠ اهي سڀ گڏجي ڪري به توهان سان نه لڙندا مگر قلعه بند شهرن ۾

اَوْ مِنْ وَّرَآءِ جُدُرٍ ۭ بَاْسُهُمْ بَيْنَهُمْ شَدِيْدٌ ۭ تَحْسَبُهُمْ

يا ڪوٽن جي پٺيان، پاڻ ۾ انهن جي طاقت گهڻي سخت آهي ف٥١ تون انهن کي هڪ جٿو سمجهندين

جَمِيْعًا وَّقُلُوْبُهُمْ شَتّٰى ۭ ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ قَوْمٌ لَّا يَعْقِلُوْنَ ﴿١٤﴾ۚ

حالانڪ انهن جون دليون جدا جدا آهن اهو ان ڪري جو اهي بي عقل ماڻهون آهن. ف٥٢



ڪاڏو ڪارايائين ۽ پاڻ بکيي بيٺ رات گذاريائون. جڏهن صبح ٿيو ۽ محبوب سيد عالم صلي الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ته حضور محبوب اقدس عليه الصلوٰة والسلام جن فرمايو، رات فلاڻن فلاڻن ماڻهن ۾ عجيب معاملو پيش آيو. الله تعاليٰ انهن کان گهڻو راضي آهي ۽ هي آيت نازل ٿي. ف٣٧ يعني جنهن جي نفس کي لالچ کان پاڪ ڪيو ويو.

ف٣٨ يعني مهاجرن ۽ انصار کان پوءِ، هن ۾ قيامت تائين پيدا ٿيڻ وارا مسلمان داخل آهن. ف٣٩ يعني محبوب رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي صحابه ڪرام جي طرف کان. مسئلو: جنهن جي دل ۾ ڪنهن صحابي جي طرف کان بغض يا ڪدورت هجي ۽ اهو ان جي لاءِ رحمت ۽ استغفار جي دعا نه گهري، اهو مؤمنن جي قسمن کان خارج آهي، ڇو ته هتي مؤمنن جا ٽي قسم فرمايا ويا مهاجر، انصار ۽ انهن کان پوءِ وارا جيڪي انهن جا تابع هجن ۽ انهن جي طرف کان دل ۾ ڪا ڪدورت نه رکن ۽ انهن جي لاءِ مغفرت جي دعا ڪن. پوءِ جيڪو صحابه ڪرام سان ڪدورت رکي، رافضي هجي يا خارجي، اهو مسلمانن جي انهن ٽنهي قسمن کان خارج آهي، حضرت ام المؤمنين عائشه صديقه رضي الله تعاليٰ عنها فرمايو ته ماڻهن کي حڪم ته هي ڏنو ويو ته صحابه ڪرام جي لاءِ استغفار ڪن ۽ ڪن ٿا هي ته گاريون ٿا ڏين. ف٤٠ عبد الله بن اُبي بن سلول منافق ۽ ان جي ساٿين کي. ف٤١ يعني بني قريظه ۽ بني نضير جي يهودين. ف٤٢ مدينه طيبه مان. ف٤٣ يعني توهان جي خلاف ڪنهن جو چوڻ نه مڃيندا سون، نه مسلمانن جو، نه رسول صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جو. ف٤٤ يعني يهودين سان منافقن جا هي سڀ واعدا ڪوڙا آهن. هن کان پوءِ الله تعاليٰ منافقن جي حال جي خبر ڏني ٿو. ف٤٥ يعني يهودي. ف٤٦ اهڙي طرح ايئن ئي ٿيو، جو يهودي ڪڍيا ويا ۽ منافق انهن سان گڏ نه نڪتا ۽ يهودين سان جنگ ٿي ته به منافقن يهودين جي مدد نه ڪئي. ف٤٧ جڏهن اهي مددگار ئي نه ڪرڻ جا نه منافق. ف٤٨ اي مسلمانو! ف٤٩ جو توهان جي اڳيان ڪفر جي اظهار کان ته ڊڄن ٿا ۽ هي ڄاڻيندي به ته الله تعاليٰ دلين جون لڪل ڳالهيون ڄاڻي ٿو، دل ۾ ڪفر رکن ٿا. ف٥٠ الله تعاليٰ جي عظمت کي نه ٿا ڄاڻن ورنه جهڙو ان کان ڊڄڻ جو حق آهي، ڊڄن ها. ف٥١ يعني جڏهن اهي پاڻ ۾ وڙهن ٿا ته تمام شدت ۽ قوت وارا آهن، پر مسلمانن جي مقابلي ۾ بزدل ۽ نامرد ثابت ٿيندا. ف٥٢ هن کان پوءِ يهودين جو هڪ مثال ارشاد فرمايائين.

كَمَثَلِ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ قَرِيْبًا ذَاقُوْا وَبَالَ اَمْرِهِمْ ۚ وَ
انهن وانگر جيڪي ويجهڙائي ۾ انهن کان تو روا ڳ گذريا ف٥٣ انهن پنهنجي ڪم جو وبال چکيو ف٥٤

لَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ۚ ﴿١٥﴾ كَمَثَلِ الشَّيْطٰنِ اِذْ قَالَ لِلْاِنْسَانِ
۽ انهن جي واسطي دردناڪ عذاب آهي ف٥٥. شيطان وانگر جڏهن ان انسان کي چيو

اكْفُرْ ۚ فَلَمَّا كَفَرَ قَالَ اِنِّيْ بَرِيْٓءٌ مِّنْكَ اِنِّيْٓ اَخَافُ اللّٰهَ
ڪفر ڪر پوءِ جڏهن انهي ڪفر ڪيو چيائين ته مان توکان بيزار آهيان مان الله کان ڊڄان ٿو، جيڪو سڀني جهانن جو رب آهي ف٥٦

رَبَّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿١٦﴾ فَكَانَ عَاقِبَتَهُمَآ اَنَّهُمَا فِى النَّارِ خَالِدَيْنِ فِيْهَا ۭ
پوءِ انهن ٻنهي جو ف٥٧ انجام هي ٿيو جو اهي ٻئي باهه ۾ آهن سدائين ان ۾ رهندا

وَذٰلِكَ جَزٰٓؤُا الظّٰلِمِيْنَ ﴿١٧﴾ ع يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اتَّقُوا اللّٰهَ
۽ ظالمن جي اها سزا آهي. اي ايمان وارؤ! الله کان ڊڄو ف٥٨

وَلْتَنْظُرْ نَفْسٌ مَّا قَدَّمَتْ لِغَدٍ ۚ وَاتَّقُوا اللّٰهَ ۭ اِنَّ اللّٰهَ خَبِيْرٌۢ
۽ جڳائي ته هر ساه سوچي ته سڀاڻي جي واسطي اڳتي ڇا موڪليو ف٥٩ ۽ الله کان ڊڄو ف٦٠ بيشڪ الله کي توهان جي ڪمن جي

بِمَا تَعْمَلُوْنَ ﴿١٨﴾ وَلَا تَكُوْنُوْا كَالَّذِيْنَ نَسُوا اللّٰهَ فَاَنْسٰهُمْ
خبر آهي. ۽ انهن وانگر نه ٿيو جيڪي الله کي وساري ويٺا ف٦١ پوءِ الله انهن کي مصيبت ۾ وڌو جو سندن

اَنْفُسَهُمْ ۭ اُولٰٓئِكَ هُمُ الْفٰسِقُوْنَ ﴿١٩﴾ لَا يَسْتَوِيْٓ اَصْحٰبُ النَّارِ
وجود کين ياد نه رهيا ف٦٢ اهي ئي فاسق آهن. دوزخ وارا ف٦٣ ۽ جنت وارا

وَاَصْحٰبُ الْجَنَّةِ ۭ اَصْحٰبُ الْجَنَّةِ هُمُ الْفَاۗىِٕزُوْنَ ﴿٢٠﴾ لَوْ اَنْزَلْنَا
ف٦٤ برابر نه آهن، جنت وارائي مراد کي پهتا. جيڪڏهن اسان هي قرآن

هٰذَا الْقُرْاٰنَ عَلٰي جَبَلٍ لَّرَاَيْتَهٗ خَاشِعًا مُّتَصَدِّعًا مِّنْ خَشْيَةِ
ڪنهن جبل تي لاهيون ها ف٦٥ ته ضرور تون ان کي ڏسين ها جهڪندڙ ٽڪرا ٽڪرا ٿيندڙ الله جي خوف

اللّٰهِ ۭ وَتِلْكَ الْاَمْثَالُ نَضْرِبُهَا لِلنَّاسِ لَعَلَّهُمْ يَتَفَكَّرُوْنَ ﴿٢١﴾
کان ف٦٦ ۽ هي مثال اسان ماڻهن جي واسطي بيان فرمائيندا آهيون متان اهي سوچن.

هُوَ اللّٰهُ الَّذِيْ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۚ عٰلِمُ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ ۚ هُوَ
اهو ئي الله آهي جنهن کان سواءِ ڪو معبود نه آهي هر ڳجهه ۽ ظاهر جو ڄاڻندڙ ف٦٧ اهو ئي آهي

ع ٧ ٥

ف٥٣ يعني انهن جو حال مڪي جي مشرڪن جهڙو آهي، جو ٻدر ۾.

ف٥٤ يعني محبوب رسول ڪريم صلي الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن سان دشمني رکڻ ۽ ڪفر ڪرڻ جو ته ذلت ۽ خواري سان هلاڪ ڪيا ويا. ف٥٥ ۽ منافقن جو بني نضير جي يهودين سان اهڙو سلوڪ آهي، جهڙو.

ف٥٦ ايئن ئي منافقن، بني نضير جي يهودين کي مسلمانن جي خلاف اڀاريو جنگ تي آماده ڪيو، انهن سان مدد جا واعدا ڪيائون ۽ جڏهن انهن جي چوڻ سان اهي اسلام وارن سان جنگ جي لاءِ تيار ٿيا ته پوءِ منافق ويهي رهيا انهن جو ساٿ نه ڏنائون. ف٥٧ يعني ان شيطان ۽ انسان جو. ف٥٨ ۽ ان جي حڪم جي مخالفت نه ڪريو. ف٥٩ يعني قيامت جي ڏينهن جي لاءِ ڪهڙا عمل ڪيا. ف٦٠ ان جي اطاعت ۽ فرمانبرداري ۾ سرگرم رهو. ف٦١ ان جي اطاعت ڇڏي ڏني. ف٦٢ جو انهن جي لاءِ فائدي ڏيڻ وارا ۽ ڪم اچڻ وارا عمل ڪري وٺن ها. ف٦٣ جن جي لاءِ دائمي عذاب آهي. ف٦٤ جن جي لاءِ هميشگي واري زندگي ۽ دائمي راحت آهي. ف٦٥ ۽ ان کي انسان جهڙي سمجهه عطا ڪريون ها. ف٦٦ يعني قرآن پاڪ جي عظمت ۽ شان اهڙو آهي جو پهاڙ کي جيڪڏهن عقل هجي ها ته اهو ايتري سخت ۽ مضبوط هجڻ جي باوجود ذرا ذرا ٿي وڃي ها. هن مان معلوم ٿيو ته ڪافرن جا دليون ڪيتريون سخت آهن، جو هڙي عظمت واري ڪلام کان اثر پذير نه ٿيون ٿين.

ف٦٧ موجود جو به ۽ معدوم جو به، دنيا جو به ۽ آخرت جو به.

الرَّحْمٰنُ الرَّحِيْمُ ﴿٢٢﴾ هُوَ اللّٰهُ الَّذِيْ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۚ اَلْمَلِكُ

وڏو مهربان رحمت وارو. اهوئي آهي الله جنهن کان سواءِ ڪو به معبود نه آهي بادشاه ف٦٨

الْقُدُّوْسُ السَّلٰمُ الْمُؤْمِنُ الْمُهَيْمِنُ الْعَزِيْزُ الْجَبَّارُ الْمُتَكَبِّرُ ؕ سُبْحٰنَ

نهايت پاڪ ف٦٩ سلامتي ڏيڻ وارو ف٧٠ امان بخشڻ وارو ف٧١ حفاظت فرمائڻ وارو عزت وارو، عظمت وارو، وڏائي وارو ف٧٢

اللّٰهِ عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ﴿٢٣﴾ هُوَ اللّٰهُ الْخَالِقُ الْبَارِئُ الْمُصَوِّرُ لَهُ الْاَسْمَآءُ

الله جي پاڪائي آهي انهن جي شرڪ کان. اهوئي آهي الله ٺاهيندڙ ڦٻيندڙ اڪندڙ ف٧٣ هر هڪ کي صورت ڏيندڙ ف٧٤ انهي جا

الْحُسْنٰى ؕ يُسَبِّحُ لَهٗ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۚ وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ﴿٢٤﴾

آهن سهڻا چڱا نالا ف٧٥ انهي جي پاڪائي بيان ڪن ٿا. جيڪي آسمانن ۽ زمين ۾ آهن ۽ اهوئي عزت ۽ حڪمت وارو آهي

سُوْرَةُ الْمُمْتَحِنَةِ ٦٠ مَدَنِيَّةٌ ٩١ — اٰيَاتُهَا ١٣ — رُكُوْعَاتُهَا ٢

سوره ممتحنه مڪي آهي جنهن ۾ تيرهن آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَتَّخِذُوْا عَدُوِّيْ وَعَدُوَّكُمْ اَوْلِيَآءَ

اي ايمان وارؤ! منهنجي ۽ پنهنجي دشمنن کي دوست نه بڻايو ف٢

تُلْقُوْنَ اِلَيْهِمْ بِالْمَوَدَّةِ وَقَدْ كَفَرُوْا بِمَا جَآءَكُمْ مِّنَ الْحَقِّ ۚ

توهان انهن کي خبرون پهچايو ٿا دوستيءَ سان حالانڪ اهي منڪر آهن ان حق جا جيڪو توهان وٽ آيو ف٣

يُخْرِجُوْنَ الرَّسُوْلَ وَاِيَّاكُمْ اَنْ تُؤْمِنُوْا بِاللّٰهِ رَبِّكُمْ ؕ اِنْ

گهر کان جدا ڪن ٿا ف٤ رسول کي ۽ توهان کي هن ڪري جو توهان پنهنجي رب الله تي ايمان آندو جيڪڏهن

كُنْتُمْ خَرَجْتُمْ جِهَادًا فِيْ سَبِيْلِيْ وَابْتِغَآءَ مَرْضَاتِيْ ۖ

توهان نڪتا آهيو منهنجي راهه ۾ جهاد ڪرڻ ۽ منهنجي رضا طلبي جي واسطي ته انهن سان دوستي

تُسِرُّوْنَ اِلَيْهِمْ بِالْمَوَدَّةِ ۖ وَاَنَا اَعْلَمُ بِمَآ اَخْفَيْتُمْ وَمَآ

نه رکو توهان انهن کي مخفي محبت جا پيغام موڪليو ٿا ۽ مان خوب ڄاڻان ٿو جيڪي توهان لڪايو ۽

اَعْلَنْتُمْ ؕ وَمَنْ يَّفْعَلْهُ مِنْكُمْ فَقَدْ ضَلَّ سَوَآءَ السَّبِيْلِ ﴿١﴾

جيڪي ظاهر ڪيو ۽ توهان مان جيڪو ائين ڪري ته بيشڪ اهو سڌي واٽ کان ڦٽڪيو.



ف٦٨ ملڪ ۽ حڪومت جو حقيقي مالڪ، جو سمورين موجودات ان جي ملڪ ۽ حڪومت هيٺ آهن ۽ ان جي مالڪيت ۽ بادشاهي دائمي آهي، جنهن کي زوال نه آهي. ف٦٩ هر عيب کان ۽ سمورين برائين کان ف٧٠ پنهنجي مخلوق کي. ف٧١ پنهنجي عذاب کان پنهنجن فرمانبردارن کي. ف٧٢ يعني عظمت ۽ وڏائي وارو پنهنجي ذات ۽ صفات ۾ ۽ پنهنجي وڏائي جو اظهار انهي کي لائق ۽ مناسب آهي، جو ان جو هر ڪمال عظيم آهي ۽ هر صفت عالي، مخلوق ۾ ڪنهن کي نٿو پهچي جو تڪبر يعني پنهنجي وڏائي جو اظهار ڪري، ٻانهي جي لاءِ عاجزي ۽ انڪساري مناسب ۽ موزون آهي. ف٧٣ نيست مان هست ڪرڻ وارو. ف٧٤ جهڙي گهري ياچاهي ف٧٥ نوانوي، جيڪي حديث ۾ آيل آهن ...

ع ٣ ٧ ٦

ف١ سورة ممتحنه مدني آهي هن ۾ ٻه رڪوع تيرهن آيتون ٽي سو انيتاليهه ڪلما ۽ هڪ هزار پنج سو ڏهه حرف آهن. ف٢ يعني ڪافرن کي. شان نزول:- بني هاشم جي گهراڻي جي هڪ ٻانهي ساره نالي مدينه طيبه ۾ محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي بارگاه ۾ حاضر ٿي جڏهن ته پاڻ ڪريم جن فتح مڪي جي تيارين ۾ مصروف هئا، حضور محبوب اقدس کيس فرمايو ڇا تون مسلمان ٿي آئي آهين؟ هن چيو محتاجي کان تنگ ٿي ڪري تنهن تي عبد المطلب جي خاندان وارن کيس لٽا ڪپڙا ۽ ٻيو سامان ڏنو. حاطب بن ابي بلتعه رضی الله تعالیٰ عنه ان سان مليو هو ۽ کيس ڏهه دينار ۽ هڪ چادر ڏني، سندس معرفت هڪ خط مڪي وارن ڏي هن مضمون جو موڪليائين "ته محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم توهان تي حملي جو ارادو رکي ٿو ته پنهنجي بچاءَ جي واسطي جيڪو ڪجهه ڪري سگهو ڪري ڇڏيو. ساره اهو خط کڻي رواني ٿي. الله تعالیٰ پنهنجي حبيب کي ان بابت خبر ڏني، حضور محبوب اڪرم جن حضرت علي ۽ چند صحابن کي گهوڙن تي روانو ڪيو ۽ فرمايائون روضه خاخ جي جاءِ تي توهان کي هڪ مسافر عورت ملندي ان وٽ حاطب بن بلتعه جو مڪي وارن جي نالي ڏنل خط آهي، اهو خط انکان وٺي ۽ ان کي ڇڏي ڏجو ۽ جيڪڏهن انڪار ڪري ته ان کي ماري ڇڏيو، اهي صحابه ڪرام نيڪ انهي جاءِ تي اها عورت ملي جتي محبوب حضور اڪرم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو هو. ان کان خط گهريائون، اها قسم کڻي انڪار ڪري ويئي.* حضرت علي المرتضیٰ قسم کڻي فرمايو ته محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي خبر خلاف ٿي نه ٿي سگهي! ۽ تلوار ڪڍي عورت کي فرمايائين يا خط ڪڍي ڏي يا موت لاءِ تيار ٿي. جڏهن ان ڏٺو ته حضرت

* صحابه ڪرام واپسي جو ارادو ڪيو.

علي المرتضیٰ قتل ڪرڻ لاءِ بالڪل تيار آهي ته پنهنجي ڳت مان خط ڪڍي ڏنائين. خط واپس پهچڻ تي محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن حضرت حاطب کي گهرائي فرمايو، حاطب ان جو ڪهڙو سبب هو؟ ان عرض ڪيو يا رسول الله! مان جڏهن کان اسلام قبول ڪيو، ڪڏهن به ڪفر نه ڪيم ۽ جڏهن حضور محبوب سائين جن جي غلامي نصيب ٿي، تڏهن به محبوب سان خيانت نه ڪيم. جڏهن کان مڪي وارن کي ڇڏيم ته وري ڪڏهن به انهن جي محبت دل ۾ نه آئي. ڳالهه اها آهي ته مان قريش ۾ رهندو هوس ۽ انهن جي قوم مان نه هوس، مون کان سواءِ ٻيا جيڪي به مهاجر آهن انهن جا مڪي شريف ۾ مائٽ آهن، جيڪي انهن جي گهر ٻار جي نگراني ڪن ٿا، مون کي پنهنجي گهر ٻار بابت انديشو هو، ان ڪري مان گهريو ته مڪي وارن تي ڪو احسان ڪري ڇڏيان جيئن اهي منهنجي گهر وارن کي نه ستائين. حالانڪ مان يقين سان ڄاڻان ٿو ته الله تعالیٰ مڪي وارن تي عذاب نازل فرمائڻ وارو آهي ۽ منهنجو خط انهن کي بچائي نه سگهندو. محبوب سرور ڪونين صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن ان جو عذر قبول فرمايو ۽ ان جي تصديق فرمايائون. حضرت عمر فاروق رضی الله تعالیٰ عنه عرض گذاريو يا رسول الله صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم! مون کي اجازت ڏيو ته مان هن منافق کي قتل ڪريان، محبوب پاڪ فرمايو اي عمر! الله تعالیٰ کي خبر آهي، تڏهن ته ان بدر وارن جي حق ۾ فرمايو ته جيڪي وڻيو سو ڪريو، مان توهان کي بخشي ڇڏيو. اهو ٻڌي حضرت عمر فاروق جي اکين مبارڪن مان ڳوڙها جاري ٿيا ۽ هي آيتون نازل ٿيون. ف٣ يعني اسلام ۽ قرآن. ف٤ يعني مڪه مڪرمه کان.

إِنْ يَّثْقَفُوْكُمْ يَكُوْنُوْا لَكُمْ اَعْدَآءً وَّ يَبْسُطُوْٓا اِلَيْكُمْ اَيْدِيَهُمْ

جيڪڏهن توهان کي لهن ۵ ته توهان جا دشمن ٿي ويندا ۽ توهان جي طرف پنهنجا هٿ ۽ پنهنجي زبان

وَاَلْسِنَتَهُمْ بِالسُّوْٓءِ وَوَدُّوْا لَوْ تَكْفُرُوْنَ ۝٢ لَنْ تَنْفَعَكُمْ اَرْحَامُكُمْ

ڪ برائي سان ڊگهيريندا ۽ انهن جي تمنا آهي ته ڪنهن طرح توهان ڪافر ٿي وڃو ۵ هرگز توهان کي فائدو ڏيندا

وَلَآ اَوْلَادُكُمْ ۚ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ۚ يَفْصِلُ بَيْنَكُمْ ؕ وَاللّٰهُ بِمَا

توهان جا رشتا ۽ توهان جا اولاد ۹ قيامت جي ڏينهن، توهان کي انهن کان جدا ڪندو ۱۰ ۽ الله توهان جا

تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرٌ ۝٣ قَدْ كَانَتْ لَكُمْ اُسْوَةٌ حَسَنَةٌ فِيْٓ اِبْرٰهِيْمَ

ڪم ڏسي رهيو آهي. بيشڪ توهان جي واسطي سهڻو نمونو هو ۱۱ ابراهيم ۽ ان جي ساٿين

وَالَّذِيْنَ مَعَهٗ ۚ اِذْ قَالُوْا لِقَوْمِهِمْ اِنَّا بُرَءٰٓؤُا مِنْكُمْ وَمِمَّا

۾ ۱۲ جڏهن انهن پنهنجي قوم کي چيو ۱۳ بيشڪ اسان بيزار آهيون توهان کان ۽ انهن کان جن

تَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ ؗ كَفَرْنَا بِكُمْ وَبَدَا بَيْنَنَا وَبَيْنَكُمُ

جي الله کان سواءِ توهان پوڄا پاٺ ڪريو ٿا. اسان توهان جا انڪاري ٿيا ۱۴ اسان ۾ ۽ توهان ۾ دشمني ۽ عداوت

الْعَدَاوَةُ وَالْبَغْضَآءُ اَبَدًا حَتّٰى تُؤْمِنُوْا بِاللّٰهِ وَحْدَهٗٓ اِلَّا

ظاهر ٿي ويئي هميشه جي لاءِ ايستائين جو توهان هڪ الله تي ايمان نه آڻيو مگر ابراهيم جو پنهنجي پيءُ کي چوڻ

قَوْلَ اِبْرٰهِيْمَ لِاَبِيْهِ لَاَسْتَغْفِرَنَّ لَكَ وَمَآ اَمْلِكُ لَكَ

ته مان ضرور تنهنجي واسطي بخشش گهرندس ۱۵ ۽ مان الله جي اڳيان تنهنجي ڪنهن به نفعي جو مالڪ

مِنَ اللّٰهِ مِنْ شَيْءٍ ؕ رَبَّنَا عَلَيْكَ تَوَكَّلْنَا وَاِلَيْكَ اَنَبْنَا وَاِلَيْكَ

نه آهيان ۱۶ اي اسان جا رب اسان توتي ڀروسو ڪيو ۽ تنهنجي طرف ئي رجوع ڪيوسين ۽ تنهنجي طرف ئي موٽڻ

الْمَصِيْرُ ۝٤ رَبَّنَا لَا تَجْعَلْنَا فِتْنَةً لِّلَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَاغْفِرْ لَنَا

آهي ۱۷ اي اسان جا رب اسان کي ڪافرن جي آزمائش ۾ نه وجهه ۱۸ ۽ اسان جي بخشيش فرماءِ

رَبَّنَا ۚ اِنَّكَ اَنْتَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ۝٥ لَقَدْ كَانَ لَكُمْ فِيْهِمْ

اي اسان جا رب بيشڪ تون ئي عزت ۽ حڪمت وارو آهين. بيشڪ توهان جي واسطي ۱۹ انهن ۾ سهڻو نمونو

اُسْوَةٌ حَسَنَةٌ لِّمَنْ كَانَ يَرْجُوا اللّٰهَ وَالْيَوْمَ الْاٰخِرَ ؕ وَمَنْ

هو ۲۰ ان جي واسطي جيڪو الله ۽ آخرت جي ڏينهن جو اميدوار هجي ۲۱ ۽ جيڪو منهن ڦيري

معانقة ۱۲ النبي صلى الله عليه وسلم الوقف على القيمة ۱۲

۵ يعني جيڪڏهن ڪافرن کي توهان جي خلاف موقعو ملي ته. ۶ مارڻ ۽ قتل ڪرڻ سان گڏ. ۷ گار گند ڏيڻ ۽. ۸ پر ۽ اهڙن مائٽن کي دوست بڻائڻ ۽ انهن کان ڀلائي جي اميد رکڻ ۽ انهن جي دشمني کان غافل رهڻ هرگز نه گهرجي. ۹ جن جي ڪري توهان ڪافرن سان دوستي رکو ٿا. ۱۰ جو فرمانبردار جنت ۾ هوندا ۽ ڪافر بي فرمان دوزخ ۾. ۱۱ حضرت حاطب رضي الله تعالیٰ عنه ۽ ٻين مؤمنن کي خطاب آهي ۽ سمورن کي حضرت ابراهيم عليه السلام جي پيروي جو حڪم آهي جو دين جي معاملي ۾ مائٽن سان انهن جو طريقو اختيار ڪن. ۱۲ ساٿين مان مراد ايمان وارا آهن. ۱۳ جيڪا مشرڪ هئي. ۱۴ ۽ اسان توهان جي دين جي مخالفت ڪئي. ۱۵ اها ڳالهه قابل اتباع نه آهي ڇو ته اها هڪ وعدي جي بنياد تي هئي ۽ جڏهن ابراهيم عليه السلام ورتي اها ڳالهه ظاهر ٿي ته اهو ڪفر تي پڪو آهي، تڏهن انهن کان پنهنجي بيزاري ظاهر ڪئي تنهن جي ڪري اهو ڪنهن جي واسطي به جائز نه آهي جو پنهنجي بي ايمان مائٽ جي واسطي بخشش جي دعا گهري. ۱۶ جيڪڏهن تون ان جي نافرماني ڪرين ۽ شرڪ تي قائم رهين. (خازن). ۱۷ اها به حضرت ابراهيم عليه السلام ۽ ساڻس گڏ مؤمنن جي دعا آهي ۽ ماقبل استثناء سان متصل آهي، ان ڪري مؤمن کي هن دعا ۾ حضرت ابراهيم عليه السلام جي پيروي ڪرڻ گهرجي. ۱۸ انهن کي اسان تي غلبو نه ڏي جو اهي پنهنجي پاڻ کي حق تي گمان ڪن. ۱۹ اي حبيب خدا محمد مصطفیٰ صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي امت! ۲۰ يعني حضرت ابراهيم عليه الصلوٰة والسلام ۽ ان جي ساٿين ۾ ۲۱ الله تعالیٰ جي رحمت ثواب ۽ آخرت جي خوشي جو طلبگار هجي ۽ الله جي عذاب کان ڊڄي.

ع ١ ۶ ٧

يَّتَوَلَّ فَاِنَّ اللّٰهَ هُوَ الْغَنِيُّ الْحَمِيْدُ ⑥ عَسَى اللّٰهُ اَنْ يَّجْعَلَ

وڪ٢٢ پوءِ بيشڪ الله ئي بي نياز ۽ سڀ ريون خوبيون ساراهيل آهي. ترت آهي جو الله توهان ۽ انهن ۾ جيڪي انهن مان

بَيْنَكُمْ وَ بَيْنَ الَّذِيْنَ عَادَيْتُمْ مِّنْهُمْ مَّوَدَّةً ؕ وَاللّٰهُ قَدِيْرٌ ؕ

وڪ٢٣ توهان جا دشمن آهن دوستي پيدا ڪري ڇڏي وڪ٢٤ ۽ الله قادر آهي وڪ٢٥

وَاللّٰهُ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ⑦ لَا يَنْهٰىكُمُ اللّٰهُ عَنِ الَّذِيْنَ لَمْ

۽ بخشڻهار مهربان آهي. الله توهان کي انهن کان وڪ٢٦ منع نٿو ڪري جيڪي توهان سان

يُقَاتِلُوْكُمْ فِي الدِّيْنِ وَ لَمْ يُخْرِجُوْكُمْ مِّنْ دِيَارِكُمْ اَنْ

دين ۾ نه لڙيا ۽ نه توهان کي توهان جي گهرن مان ڪڍيائون جو انهن سان احسان ڪيو

تَبَرُّوْهُمْ وَ تُقْسِطُوْۤا اِلَيْهِمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ يُحِبُّ الْمُقْسِطِيْنَ ⑧ اِنَّمَا

۽ انهن سان انصاف جو برتاءُ ڪريو، بيشڪ انصاف ڪرڻ وارا الله کي پسند آهن. الله توهان کي

يَنْهٰىكُمُ اللّٰهُ عَنِ الَّذِيْنَ قٰتَلُوْكُمْ فِي الدِّيْنِ وَاَخْرَجُوْكُمْ

فقط انهن کان منع ٿو فرمائي جيڪي توهان سان دين ۾ وڙهيا يا توهان کي توهان جي گهرن مان

مِّنْ دِيَارِكُمْ وَظٰهَرُوْا عَلٰۤى اِخْرَاجِكُمْ اَنْ تَوَلَّوْهُمْ ۚ وَمَنْ

ڪڍيائون يا توهان جي ڪڍڻ ۾ مدد ڪيائون جو انهن سان دوستي ڪيو وڪ٢٧ ۽ جيڪو انهن سان

يَّتَوَلَّهُمْ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الظّٰلِمُوْنَ ⑨ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اِذَا

دوستي رکي ته اهي ئي ظالم آهن. اي ايمان وارؤ! جڏهن توهان وٽ مسلمان عورتون

جَآءَكُمُ الْمُؤْمِنٰتُ مُهٰجِرٰتٍ فَامْتَحِنُوْهُنَّ ؕ اَللّٰهُ اَعْلَمُ بِاِيْمَانِهِنَّ ۚ

(ڪفرستان مان) پنهنجا گهر ڇڏي (هجرت ڪري) اچن ته توهان انهن کان امتحان وٺو وڪ٢٨ الله انهن جي ايمان جو حال بهتر ڄاڻي ٿو

فَاِنْ عَلِمْتُمُوْهُنَّ مُؤْمِنٰتٍ فَلَا تَرْجِعُوْهُنَّ اِلَى الْكُفَّارِ ؕ

پوءِ جي توهان کي ايمان واريون معلوم ٿين ته اهي ڪافرن کي واپس نه ڏيو

لَا هُنَّ حِلٌّ لَّهُمْ وَلَا هُمْ يَحِلُّوْنَ لَهُنَّ ؕ وَاٰتُوْهُمْ مَّاۤ اَنْفَقُوْا ؕ

نه اهي وڪ٢٩ انهن کي حلال وڪ٣٠ نه اهي هنن کي حلال وڪ٣١ ۽ انهن جي ڪافر مڙسن کي ڏيئي ڇڏيو جيڪو انهن جو خرچ ٿيو وڪ٣٢

وَ لَا جُنَاحَ عَلَيْكُمْ اَنْ تَنْكِحُوْهُنَّ اِذَاۤ اٰتَيْتُمُوْهُنَّ اُجُوْرَهُنَّ ؕ

۽ توهان تي ڪو گناهه نه آهي انهن سان نڪاح ڪرڻ ۾ وڪ٣٣ جڏهن انهن کي حق مهر ادا ڪري ڏيو وڪ٣٤



وڪ٢٢ ايمان کان ۽ ڪافرن سان دوستي رکي. وڪ٢٣ يعني مڪي جي ڪافرن مان. وڪ٢٤ هن طرح جو انهن کي ايمان جي توفيق ڏئي اهڙي طرح الله تعاليٰ ائين ڪيو ۽ فتح مڪي کان پوءِ انهن مان گهڻي تعداد ۾ ماڻهن ايمان آندو ۽ مؤمنن جا دوست ۽ يار بڻجي ويا ۽ هڪ ٻئي ۾ محبتون وڌڻ لڳيون. شانِ نزول:- جڏهن مٿيون آيتون نازل ٿيون ته مسلمان پنهنجي مائٽن جي دشمني ۾ سختي ڪئي ۽ انهن کان بيزار ٿي ويا، تنهن تي الله تعاليٰ اها آيت نازل فرمائي انهن کي اميد ڏياري ته انهن ڪافرن ۾ تبديلي ٿيڻ واري آهي. وڪ٢٥ دل مٽائڻ ۽ حالت تبديل ڪرڻ تي. وڪ٢٦ يعني انهن ڪافرن کان. شانِ نزول:- حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما فرمايو ته اها آيت خزاعه جي باري ۾ لٿي، جن محبوب رسول اڪرم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن سان هن شرط تي صلح ڪيو هو ته نه ساڻن لڙائي ڪندا نه سندن مخالفن جي مدد ڪندا. الله تعاليٰ انهن ماڻهن سان مناسب سلوڪ هلڻ جي اجازت ڏني. حضرت عبدالله بن زبير فرمايو ته اها آيت سندس والده اسماء بنت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنها جي باري ۾ نازل ٿي، جن جي مشرڪ والده مدينه طيبه ۾ انهن جي واسطي تحفا کڻي آئي هئي، حضرت اسماء ان کان تحفا قبول نه ڪيا ۽ گهر ۾ اچڻ جي اجازت به نه ڏني ۽ محبوب رسول اڪرم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن کان پڇائين ته قبلا ان بابت ڇا حڪم آهي، ان تي اها آيت نازل ٿي ۽ محبوب اڪرم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن اجازت ڏني ته پلي انهي کي گهر ۾ گهرائين ۽ ان کان هديو قبول ڪن ۽ ساڻن چڱو سلوڪ ڪن. وڪ٢٧ يعني اهڙن ڪافرن سان دوستي منع آهي. وڪ٢٨ جو انهن جي هجرت خالص دين جي واسطي آهي، ائين ته نه آهي جو انهن مڙسن جي دشمني ۾ گهر ڇڏي ڏنو هجي. حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما فرمايو ته انهن عورتن کي قسم ڏنو ويچي ته اهي نه ته پنهنجي مڙسن جي دشمني جي ڪري نڪتيون آهن ۽ نه وري ڪنهن دنياوي سبب جي ڪري بلڪ صرف پنهنجي دين ۽ ايمان جي واسطي هجرت ڪئي اٿن. وڪ٢٩ مسلمان عورتون. وڪ٣٠ يعني ڪافرن کي. وڪ٣١ يعني نه ڪافر مرد مسلمان عورتن کي حلال آهن.

مسئلو:- عورت مسلمان ٿيڻ سان ڪافر مڙس جي زوجيت (زال هجڻ) کان نڪري وئي. وڪ٣٢ يعني جيڪو ڪابين وانهن پنهنجن زالن کي ڏنو هو، اهو انهن کي واپس ڪري ڏيو، اهو حڪم ذمين جي واسطي آهي جن جي باري ۾ هي آيت نازل ٿي پر حربي عورتن جو مهر واپس ڪرڻ نه واجب نه سنت (جيڪڏهن خرچ ڏيڻ جو حڪم واجب آهي ته پوءِ اهو حڪم منسوخ آهي ۽ جيڪڏهن مستحب آهي ته پوءِ نه). مسئلو:- هي مهر ڏيڻ به ان صورت ۾ آهي جڏهن عورت جو ڪافر مڙس ان جو مطالبو ڪري ۽ جيڪڏهن مطالبو نه ڪري ته ان کي ڪجهه به نه ڏنو ويندو. مسئلو:- اهڙي طرح جيڪڏهن ڪافر انهي هجرت ڪندڙ عورت کي مهر نه ڏنو هو ته به ان کي ڪجهه نه ملندو. شانِ نزول:- اها آيت صلح حديبيه کان پوءِ نازل ٿي صلح ۾ اهو شرط هو ته مڪي وارن مان جيڪو شخص ايمان آڻي محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيندو ته مڪي وارا ان کي واپس وٺي سگهندا. هن آيت ۾ بيان فرمايو ويو ته اهو شرط صرف مردن جي واسطي آهي، جڏهن ته عورتن جي عهد نامي ۾ صراحت نه آهي، تنهنڪري عورتون انهي قرارداد ۾ داخل نه آهن ڇو ته مسلمان عورت ڪافر جي واسطي حلال نه آهي. بعض مفسرين فرمايو ته اها آيت پهرين حڪم جي ناسخ (ختم ڪندڙ) آهي، اهڙي صورت ۾ عورتون صلح نامي جي دستاويز ۾ داخل آهن مگر حقيقت اها آهي ته عورتون عهد نامي ۾ داخل هجڻ صحيح نه آهي، جو ته حضرت علي المرتضيٰ رضي الله تعاليٰ عنه کان عهدنامي جا هي الفاظ روايت ڪيل آهن، اسان جو ڪو به ماڻهو تو وٽ ايندو ته تون اهو اسان کي واپس ڪندين جيتوڻيڪ تنهنجي دين تي هجي. وڪ٣٣ يعني مهاجر عورتن سان جيتوڻيڪ دارالحرب ۾ سندن ڪافر مڙس موجود هجن، ڇو ته اسلام آڻڻ کانپوءِ اهي انهن مڙسن تي حرام ٿي ويون ۽ انهن جي نڪاح ۾ نه رهيون. مسئلو:- امام ابوحنيفه انهي آيت مان هي دليل ورتو ته مهاجر عورت تي عدت ضروري نه آهي، تنهن جي ڪري اها بغير عدت جي نڪاح ڪري سگهي ٿي، البت صاحبين کي اختلاف آهي. وڪ٣٤ مهر ڏيڻ مان مراد پاڻ تي لازم ڪرڻ آهي، جيتوڻيڪ بروقت نه ڏئي. مسئلو:- هن مان هي به ثابت ٿيو ته انهن عورتن سان نڪاح ڪرڻ تي نئين سر مهر ڏيڻ واجب ٿيندو، انهن جي مڙسن کي واپس ڪيل مهر شمار ۾ نه ايندو.

وَلَا تُمْسِكُوْا بِعِصَمِ الْكَوَافِرِ وَسْـَٔلُوْا مَاۤ اَنْفَقْتُمْ وَلْيَسْـَٔلُوْا

۽ ڪافر عورتن جي نڪاح تي چنبڙيا نہ رھو ف٣٥ ۽ واپس وٺو جيڪو توھان جو خرچ ٿيو ف٣٦ ۽ ڪافر گھري وٺن

مَاۤ اَنْفَقُوْا ؕ ذٰلِكُمْ حُكْمُ اللّٰهِ ؕ يَحْكُمُ بَيْنَكُمْ ؕ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌ حَكِيْمٌ ﴿۱۰﴾

جيڪو انھن خرچ ڪيو ف٣٧ اھو الله جو حڪم آھي اھو توھان ۾ فيصلو فرمائي ٿو ۽ الله علم ۽ حڪمت وارو

وَاِنْ فَاتَكُمْ شَيْءٌ مِّنْ اَزْوَاجِكُمْ اِلَى الْكُفَّارِ فَعَاقَبْتُمْ

آھي. ۽ جيڪڏھن مسلمانن جي ھٿان ڪي عورتون ڪافرن جي طرف نڪري وڃن ف٣٨ پوءِ توھان

فَاٰتُوا الَّذِيْنَ ذَهَبَتْ اَزْوَاجُهُمْ مِّثْلَ مَاۤ اَنْفَقُوْا ؕ وَاتَّقُوا اللّٰهَ

ڪافرن کي سزا ڏيو ف٣٩ پوءِ جن جون زالون ويون ھيون ف٤٠ غنيمت مان انھن کي ايترو ڏيو جيڪو انھن جو خرچ ٿيو ھو

الَّذِيْۤ اَنْتُمْ بِهٖ مُؤْمِنُوْنَ ﴿۱۱﴾ يٰۤاَيُّهَا النَّبِيُّ اِذَا جَآءَكَ الْمُؤْمِنٰتُ

ف٤١ ۽ الله کان ڊڄو جنھن تي توھان جو ايمان آھي. اي نبي! جڏھن تنھنجي حضور مسلمان عورتون حاضر ٿين

يُبَايِعْنَكَ عَلٰۤى اَنْ لَّا يُشْرِكْنَ بِاللّٰهِ شَيْـًٔا وَّلَا يَسْرِقْنَ وَلَا

بيعت ڪرڻ جي واسطي ھن تي تہ الله سان ڪنھن کي بہ شريڪ نہ ٺاھينديون ۽ نہ چوري ڪنديون ۽ نہ بد ڪاري

يَزْنِيْنَ وَلَا يَقْتُلْنَ اَوْلَادَهُنَّ وَلَا يَاْتِيْنَ بِبُهْتَانٍ يَّفْتَرِيْنَهٗ بَيْنَ

۽ نہ پنھنجي اولاد کي قتل ڪنديون ف٤٢ ۽ نہ اھڙو بهتان ٺاھينديون جنھن کي پنھنجي ھٿن ۽ پيرن جي وچ

اَيْدِيْهِنَّ وَاَرْجُلِهِنَّ وَلَا يَعْصِيْنَكَ فِيْ مَعْرُوْفٍ فَبَايِعْهُنَّ

(يعني ولادت جي جاءِ) ۾ گھڙن ف٤٣ ۽ ڪنھن چڱي ڪم ۾ تنھنجي نافرماني نہ ڪنديون ف٤٤ پوءِ انھن کان بيعت وٺ

وَاسْتَغْفِرْ لَهُنَّ اللّٰهَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿۱۲﴾ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ

۽ الله کان انھن جي واسطي بخشش گھر ف٤٥ بيشڪ الله بخشڻھار مهربان آھي. اي ايمان وارو! انھن ماڻھن

اٰمَنُوْا لَا تَتَوَلَّوْا قَوْمًا غَضِبَ اللّٰهُ عَلَيْهِمْ قَدْ يَئِسُوْا مِنَ

سان دوستي نہ رکو جن تي الله جو غضب آھي ف٤٦ اھي آخرت کان نا اميد ٿي چڪا آھن ف٤٧ جيئن

الْاٰخِرَةِ كَمَا يَئِسَ الْكُفَّارُ مِنْ اَصْحٰبِ الْقُبُوْرِ ﴿۱۳﴾

ڪافر اميد لاھي ويٺا قبر وارن کان ف٤٨

سُوْرَةُ الصَّفِّ ٦١ مَدَنِيَّةٌ ١٠٩ — اٰيَاتُهَا ١٤ — رُكُوْعَاتُهَا ٢

سُورَۃ صف مدني آھي ھن ۾ چوڏھن آيتون ۽ ٻہ رڪوع آھن

ف٣٥ جيڪي عورتون دارالحرب ۾ رھجي ويون يا مرتد ٿي ڪري دارالحرب ۾ ھليون ويون تہ انھن سان زالي مڙسي جو ڪو تعلق نہ رکو، چنانچہ ھن آيت جي نازل ٿيڻ کان پوءِ محبوب رسولِ اڪرم صلى الله تعالیٰ عليہ وآلہٖ وسلم جن جي صحابن سڳورن انھن ڪافر زالن کي طلاق ڏيئي ڇڏي جيڪي مڪي مڪرم ۾ ھيون. مسئلو:- جيڪڏھن مسلمان جي زال معاذالله مرتد ٿي وڃي تہ ان جي نڪاح جي قيد مان ٻاھر نہ ڪرندي. انھيءَ تي ئي فتویٰ آھي جھڙڪ ۽ آساني جي سببان. ف٣٦ يعني انھن عورتن کي توھان جو ڪجھ مھر ڏنو ھو، سو انھن ڪافرن کان وصول ڪري وٺو، جيڪي انھن سان پرڻجي ويٺا. ف٣٧ پنھنجي عورتن تي جيڪي ھجرت ڪري دارالاسلام ۾ ھليون آيون، انھن جي مسلمان مڙسن کان جيڪي انھن سان پرڻيا. ف٣٨ شانِ نزول: ھن آيت جي نازل ٿيڻ کان پوءِ مسلمانن تہ مهاجر عورتن جا مهر انھن جي ڪافر مڙسن کي ادا ڪري ڇڏيا پر ڪافرن مرتد عورتن جي ڪابين مسلمانن کي ادا ڪرڻ کان انڪار ڪيو، جنھن تي اھا آيت نازل ٿي. ف٣٩ جهاد ۾ ۽ انھن کان غنيمت حاصل ڪريو. ف٤٠ يعني مرتد ٿي ڪري دارالحرب ھليون ويون ھيون. ف٤١ انھن عورتن جي مهر ڏيڻ ۾ حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنھما فرمايو تہ مؤمن مهاجرن جي زالن مان ڇھ عورتون اھڙيون ھيون جن دارالحرب کي اختيار ڪيو ۽ مشرڪن سان ملي مرتد ٿي ويون. محبوب ڪريم صلى الله تعالیٰ عليہ وآلہٖ وسلم جن انھن جي مڙسن کي غنيمت جي مال مان سندن مهر عطا فرمايا. فائدو:- ھنن آيتن ۾ مهاجر عورتن جي امتحان ۽ ڪافرن جو ڪجھ پنھنجي زالن تي خرچ ڪيو ھجرت کان پوءِ اھو انھن کي ڏيڻ ۽ مسلمان جو ڪجھ پنھنجي زالن تي خرچ ڪيو ھو انھن جي مرتد ٿي ڪري ڪافرن سان ملي وڃڻ کان پوءِ انھن کان گھرڻ ۽ جن جون زالون مرتد ٿي ڪري ھليون ويون انھن تي جو ڪجھ مسلمان مردن خرچ ڪيو ھو انھن کي غنيمت جي مال مان ڏيڻ، اھي سمورا حڪم منسوخ ٿي ويا، جهاد واري آيت يا غنيمت واري آيت يا سنت سان، ڇو تہ اھي احڪام ايستائين باقي رھيا جيستائين اھو دور باقي ھو، جڏھن اھو زمانو ختم ٿيو تہ اھي احڪام بہ نہ رھيا. ف٤٢ جيئن جو جاھليت جي زماني ۾ دستور ھو تہ ڇوڪرين کي شرم ۽ سچائي جي نظر کان زنده پوري ڇڏيندا ھئا. ان کان ۽ ھر ناحق قتل کان پاڻ بچائڻ ان عھد ۾ شامل آھي. ف٤٣ يعني پرائو ٻار ڏي مڙس کي ڏوکو ڏيڻ ۽ اھو پنھنجي پيٽ مان ڄڻيل ظاھر ڪن، جيئن جاھليت جي زماني ۾ دستور ھو. ف٤٤ چڱي ڳالھ الله ۽ ان جي رسول جي فرمانبرداري آھي. ف٤٥ روايت آھي تہ جڏھن محبوب سيدعالم صلى الله تعالیٰ عليہ وآلہٖ وسلم جن فتح مڪي جي ڏينھن مردن جي بيعت وٺي فارغ ٿيا تہ صفا ٽڪري تي عورتن کان بيعت وٺڻ شروع ڪيائون ۽ حضرت عمر رضي الله تعالیٰ عنه ھيٺ بيٺي محبوب پاڪ جي مبارڪ گفتگو عورتن کي ٻڌائيندو ٿي ويو. عتبہ جي ڌيءُ ھند ابوسفيان جي گھرواري خوف سبب برقعو پائي اھڙي طرح حاضر ٿي، جيئن سڃاپجي نہ. محبوب سيدعالم صلى الله تعالیٰ عليہ وآلہٖ وسلم جن فرمايو تہ مان توکان ان ڳالھ تي بيعت ٿو وٺان تہ تون الله تعالیٰ سان ڪنھن بہ شيءِ کي شريڪ نہ ڪنديون، ھند مٿي نهاري چيو تہ توھان اسان کان اھو واعدو وٺو ٿا، جيڪو اسان اوھان کي مردن کان وٺندي نہ ڏٺو ۽ ان ڏينھن مردن کان فقط اسلام ۽ جهاد تي بيعت ورتي وئي ھئي. پوءِ محبوب پاڪ فرمايو تہ توھان چوري نہ ڪنديون، ھند عرض ڪيو تہ ابوسفيان بخيل ماڻھو آھي، مان اُن جي ملڪيت مان ضرور ڪجھ ڪنيو آھي، مون کي خبر نہ آھي تہ اھو مون تي حلال ٿيو يا نہ. ابوسفيان حاضر ھو، ان چيو تہ جيڪو تو اڳي ڪنيو ۽ جو ڪجھ آئنده ڪڻنديءَ سمورو حلال آھي. ان تي محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالیٰ عليہ وآلہٖ وسلم جن مُرڪيا ۽ ارشاد فرمايائون، تون عتبي جي ھند آھين، عرض ڪيائين جي ھائو، جو ڪجھ مون کان غلطيون ٿيون آھن، معاف فرمايو. پوءِ محبوب پاڪ فرمايو ۽ نہ بدڪاري ڪنديون، پوءِ ھند چيو ڇا ڪا آزاد عورت بدڪاري بہ ڪندي آھي، پوءِ فرمايائون نہ پنھنجي اولاد کي قتل ڪنديون، ھند چيو اسان ننڍا پالي وڏا ڪيا سي، جڏھن وڏا ٿيا تہ توھان انھن کي قتل ڪري ڇڏيو، تون ڄاڻ ۽ اھي ڄاڻن. سندس پُٽ حنظلہ بن ابي سفيان بدر ۾ قتل ڪيو ويو ھو. ھند جي اھا گفتگو ٻڌي حضرت عمر رضي الله تعالیٰ عنه کي ڏاڍي کل آئي. پوءِ محبوب پاڪ فرمايو تہ پنھنجي ھٿن ۽ پيرن جي درميان ڪو بہ بهتان نہ گھڙينديون. ھند چيو تہ خدا جو قسم بهتان تمام خراب ڳالھ آھي ۽ حضور اسان کي چڱين عادتن جو حڪم فرمائن ٿا، پوءِ محبوب پاڪ فرمايو تہ ڪنھن بہ چڱي ڳالھ ۾ رسول صلى الله تعالیٰ عليہ وآلہٖ وسلم جن جي نافرماني نہ ڪنديون. ھند چيو تہ ھن مجلس ۾ اسين ھن لاءِ حاضر ٿيون آھيون جو پنھنجي دل ۾ توھان جي نافرماني جو خيال اچڻ ئي نہ ڏيون. عورتن انھن سمورين ڳالھين جو اقرار ڪيو ۽ چار سؤ ستونجاھ عورتن بيعت ڪئي، ان بيعت ۾ محبوب رسول اڪرم صلى الله تعالیٰ عليہ وآلہٖ وسلم جن نہ تہ ڪنھن عورت سان ھٿ ملايو نہ وري ھٿ مبارڪ کي ھٿ لائڻ ڏنائون، بيعت جي ڪيفيت ۾ ھڪ روايت ھيءَ بہ آھي تہ پاڻي جي ھڪ پيالي ۾ محبوب سيدعالم صلى الله تعالیٰ عليہ وآلہٖ وسلم جن پنھنجو ھٿ مبارڪ وڌو ۽ بعد ۾

ع ٢ ٧ النصف ٨

بسم الله الرحمن الرحيم

الله نهايت مهربان ۽ ٻاجهاري جي نالي سان (شروع). ف١

سَبَّحَ لِلّٰهِ مَا فِی السَّمٰوٰتِ وَ مَا فِی الْاَرْضِ ۚ وَ هُوَ الْعَزِیْزُ

الله جي پاڪائي بيان ڪن ٿا جيڪي آسمانن ۾ آهن ۽ جيڪي زمين ۾ ۽ اهو ئي عزت ۽

الْحَكِیْمُ ① یٰۤاَیُّهَا الَّذِیْنَ اٰمَنُوْا لِمَ تَقُوْلُوْنَ مَا لَا تَفْعَلُوْنَ ②

حڪمت وارو آهي. اي ايمان وارؤ! ڇو ٿا چئو اها ڳالهه جيڪا پاڻ نه ٿا ڪريو. ف٢

كَبُرَ مَقْتًا عِنْدَ اللّٰهِ اَنْ تَقُوْلُوْا مَا لَا تَفْعَلُوْنَ ③ اِنَّ اللّٰهَ یُحِبُّ

تمام سخت ناپسند آهي الله وٽ اها ڳالهه جيڪا چئو ۽ ڪيو نه. بيشڪ الله دوست

الَّذِیْنَ یُقَاتِلُوْنَ فِیْ سَبِیْلِهٖ صَفًّا كَاَنَّهُمْ بُنْیَانٌ مَّرْصُوْصٌ ④

رکي ٿو انهن کي جيڪي ان جي راهه ۾ لڙن ٿا صف ٻڌي جڻ اهي عمارت رانگ چڪايل هجن. ف٣

وَ اِذْ قَالَ مُوْسٰى لِقَوْمِهٖ یٰقَوْمِ لِمَ تُؤْذُوْنَنِیْ وَ قَدْ تَّعْلَمُوْنَ

۽ ياد ڪريو جڏهن موسيٰ پنهنجي قوم کي چيو ته اي منهنجي قوم مون کي ڇو ٿا ستايو ف٤ حالانڪ توهان ڄاڻو ٿا ف٥

اَنِّیْ رَسُوْلُ اللّٰهِ اِلَیْكُمْ ؕ فَلَمَّا زَاغُوْۤا اَزَاغَ اللّٰهُ قُلُوْبَهُمْ ؕ وَ اللّٰهُ

ته مان توهان جي طرف الله جو رسول آهيان ف٦ پوءِ اُهي جڏهن ڏنگا ٿيا ف٧ ته الله انهن جون دليون ڏنگيون ڪري ڇڏيون ف٨

لَا یَهْدِی الْقَوْمَ الْفٰسِقِیْنَ ⑤ وَ اِذْ قَالَ عِیْسَى ابْنُ مَرْیَمَ

۽ الله فاسق ماڻهن کي هدايت نه ڪندو آهي. ف٩ ۽ ياد ڪريو جڏهن عيسيٰ بن مريم چيو اي بني اسرائيل

یٰبَنِیْۤ اِسْرَآءِیْلَ اِنِّیْ رَسُوْلُ اللّٰهِ اِلَیْكُمْ مُّصَدِّقًا لِّمَا بَیْنَ

مان توهان جي طرف الله جو رسول آهيان پاڻ کان پهرين ڪتاب توريت جي تصديق ڪندي

یَدَیَّ مِنَ التَّوْرٰىةِ وَ مُبَشِّرًۢا بِرَسُوْلٍ یَّاْتِیْ مِنْۢ بَعْدِی اسْمُهٗۤ

ف١٠ ۽ ان رسول جي خوشخبري ٻڌائيندي جيڪو مون کان پوءِ تشريف آڻيندو جنهن جو نالو آهي احمد.

اَحْمَدُ ؕ فَلَمَّا جَآءَهُمْ بِالْبَیِّنٰتِ قَالُوْا هٰذَا سِحْرٌ مُّبِیْنٌ ⑥

ف١١ پوءِ جڏهن احمد انهن وٽ روشن نشانيون کڻي تشريف وٺي آيو چيائون هي ته کليو جادو آهي.

وَ مَنْ اَظْلَمُ مِمَّنِ افْتَرٰى عَلَى اللّٰهِ الْكَذِبَ وَ هُوَ یُدْعٰۤی

۽ ان کان وڌيڪ ظالم ڪير ٿي سگهندو جيڪو الله تي ڪوڙ گهڙي ف١٢ حالانڪ انهيءَ کي اسلام جي طرف سڏيو ويندو



انهيءَ ڳي پاڻ مبارڪ ۾ عورتن ٻه پنهنجو هٿ وڌو ۽ هي ٻه چيو ويو آهي ته بيعت ڪپڙي جي ذريعي ورتي وئي ۽ ممڪن آهي ته ٻئي صورتون عمل ۾ آيون هجن. مسائل:- بيعت جي وقت قينچيءَ جو استعمال مشائخ جو طريقو آهي. هي ٻه چيو ويو آهي ته اهو حضرت علي المرتضيٰ رضي الله تعالى عنه جو طريقو آهي. خلافت سان گڏ ٽوپي ڏيڻ بزرگن جو معمول آهي ۽ چيو ويو آهي ته محبوب نبي اڪرم صلي الله تعالى عليه وآله وسلم جن جي سنت آهي. عورتن جي بيعت ۾ ڌاريءَ عورت جو هٿ لائڻ حرام آهي بيعت زبان سان هجي يا ڪپڙي وغيره جي واسطي سان. ف٤٦ انهن ماڻهن مان مراد يهودي آهن. ف٤٧ ڇو ته انهن کي انهن ڪتابن مان معلوم ٿي چڪو هو ۽ اهي يقين سان ڄاڻندا هئا ته محبوب سيد عالم صلي الله تعالى عليه وآله وسلم جن الله تعالى جا رسول آهن ۽ يهودين سندن تڪذيب ڪئي، ان ڪري انهن کي پنهنجي بخشش جي اميد نه آهي. ف٤٨ ۽ ٻي دنيا ۾ واپس اچڻ جي يا هيءَ معنيٰ آهي ته يهودي آخرت جي ثواب کان ايئن نا اميد ٿيا جيئن مئل ڪافر پنهنجي قبرن ۾ پنهنجي حال کي ڄاڻي ڪري آخرت جي ثواب کان بلڪل مايوس آهن.

ف١ سورة صف مڪي آهي ۽ حضرت ابن عباس رضي الله تعالى عنهما ۽ جمهور مفسرين جي قول مطابق مدني آهي، هن ۾ ٻه رڪوع، چوڏهن آيتون ٻه سؤ ايڪويهه لفظ ۽ نو سؤ حرف آهن. ف٢ شان نزول:- جهاد جي حڪم نازل ٿيڻ کان اڳ ۾ صحابه ڪرام جي هڪڙي جماعت ۾ هيءَ ڳالهه نڪتي ته الله تعالى وٽ خبر نه آهي ڪهڙو عمل وڌيڪ پسند آهي. اسان کي معلوم ٿئي ها ته ضرور اسان اهو عمل ڪريون ها، جيتوڻيڪ اسان جا مال ۽ ساهه ان ۾ ڪم اچن ها. تنهن تي اها آيت نازل ٿي هن آيت جي شان نزول ۾ ٻيا به مختلف قول آهن. هڪ روايت مطابق اها آيت منافقن جي باري ۾ لٿي، جيڪي مسلمانن سان مدد جو ڪوڙو واعدو ڪندا هئا. ف٣ هڪ ٻئي سان مليل هر هڪ پنهنجي جاءِ تي جميل مضبوط ۽ دشمن جي مقابلي ۾ هڪ. ف٤ آيتن جو انڪار ڪري ۽ مون تي ڪوڙيون تهمتون لڳائي. ف٥ يقين سان. ف٦ ۽ رسول واجب التعظيم هوندا آهن، سندن عزت ۽ احترام ضروري آهي، کين تڪليف پهچائڻ سخت حرام ۽ انتهائي درجي جي بدنصيبي آهي. ف٧ حضرت موسيٰ عليه السلام کي تڪليف ڏيئي حق جي واٽ کان ڦريا ۽. ف٨ انهن کي حق جي تابعداري جي توفيق کان محروم ڪري. ف٩ جيڪي سندس علم ۾ نافرمان آهن ان آيت ۾ تنبيه آهي ته رسولن کي تڪليف ڏيڻ سخت ترين ڏوهه آهي ۽ ان جي وبال جي ڪري دليون ڦري وينديون آهن ۽ انسان هدايت کان محروم ٿي ويندو آهي. ف١٠ ۽ توريت ۽ ٻين خدائي ڪتابن جو اقرار ڪندي ۽ اڳين سمورن نبين سڳورن کي مڃيندي. ف١١ حديث. محبوب رسول اڪرم صلي الله تعالى عليه وآله وسلم جن جي حڪم مبارڪ سان صحابي سڳورا نجاشي بادشاهه وٽ ويا، نجاشي چيو مان شاهدي ڏيان ٿو ته محمد مصطفيٰ صلي الله تعالى عليه وآله وسلم جن الله تعالى جا رسول آهن ۽ اهو ئي رسول جنهن جي حضرت عيسيٰ عليه السلام خوشخبري ڏني هئي. اگر بادشاهي ڪم ڪار جي پابندي نه هجي ها ته مان سندس خدمت شريف ۾ حاضر ٿي سندن جُتين کڻڻ جي خدمت ڪريان ها (ابوداؤد) حضرت عبدالله بن سلام کان مروي آهي ته توريت ۾ محبوب سيد عالم صلي الله تعالى عليه وآله وسلم جن جي صفت مذڪور آهي ۽ هي به ته حضرت عيسيٰ عليه السلام ونن دفن ٿيندا. ابوداؤد مدني چيو ته روضي انور ۾ هڪ قبر جي جاءِ باقي آهي (ترمذي) حضرت ڪعب احبار کان روايت آهي ته حوارين حضرت عيسيٰ عليه السلام کي عرض ڪيو ته اي روح الله! ڇا اسان کان پوءِ به ڪا امت آهي؟ فرمايائون ها، احمد مجتبيٰ صلي الله تعالى عليه وآله وسلم جن جي اُمت. اهي ماڻهو حڪيم، عالم، نيڪ ۽ پرهيزگار آهن ۽ فقه ۾ نبين سڳورن جا نائب آهن، الله تعالى کان مليل ٿوري رزق تي راضي رهڻ وارا ۽ الله تعالى کان ٿوري عمل تي راضي. ف١٢ ان جي طرف شريڪ ۽ اولاد جي نسبت ڪري ۽ ان جي آيتن کي جادو چئي ڪري.

إِلَى الْإِسْلَامِ ۚ وَاللّٰهُ لَا يَهْدِي الْقَوْمَ الظّٰلِمِينَ ⑦ يُرِيدُونَ

هجي [١٣] ۽ ظالم ماڻهن کي الله هدايت نہ فرمائيندو آهي. گهرن ٿا تہ الله

لِيُطْفِئُوا نُورَ اللّٰهِ بِأَفْوَاهِهِمْ وَاللّٰهُ مُتِمُّ نُورِهِ وَلَوْ كَرِهَ

جو نور [١٤] پنهنجي وات سان وسائن [١٥] ۽ الله پنهنجو نور پورو ڪري رهندو توڙي جو ڪافرن

الْكٰفِرُونَ ⑧ هُوَ الَّذِي أَرْسَلَ رَسُولَهُ بِالْهُدٰى وَدِينِ الْحَقِّ

کي نہ وڻي. اهوئي آهي جنهن پنهنجي رسول کي هدايت ۽ سچي دين سان موڪليو

لِيُظْهِرَهُ عَلَى الدِّينِ كُلِّهِ وَلَوْ كَرِهَ الْمُشْرِكُونَ ⑨ يٰأَيُّهَا

جيئن ان کي سمورن دينن تي غالب ڪري [١٦] ڀلي مشرڪن کي نہ وڻي. اي ايمان وارؤ!

الَّذِينَ آمَنُوا هَلْ أَدُلُّكُمْ عَلٰى تِجَارَةٍ تُنْجِيكُمْ مِنْ عَذَابٍ

[١٧] ڇا مان توهان کي اهڙي تجارت جو دس ڏيان جيڪا توهان کي دردناڪ عذاب کان

أَلِيمٍ ⑩ تُؤْمِنُونَ بِاللّٰهِ وَرَسُولِهِ وَتُجَاهِدُونَ فِي سَبِيلِ

بچائي. [١٨] ايمان رکو الله ۽ ان جي رسول تي ۽ الله جي راهہ ۾ پنهنجي مال

اللّٰهِ بِأَمْوَالِكُمْ وَأَنْفُسِكُمْ ۚ ذٰلِكُمْ خَيْرٌ لَكُمْ إِنْ كُنْتُمْ تَعْلَمُونَ ⑪

۽ جان سان جهاد ڪريو اهو توهان جي لاءِ بهتر آهي [١٩] جيڪڏهن توهان ڄاڻو. [٢٠]

يَغْفِرْ لَكُمْ ذُنُوبَكُمْ وَيُدْخِلْكُمْ جَنّٰتٍ تَجْرِي مِنْ تَحْتِهَا

اهو توهان جا گناهہ بخشي ڇڏيندو ۽ توهان کي باغن ۾ نيندو جن جي هيٺان نهرون وهن ٿيون

الْأَنْهٰرُ وَمَسٰكِنَ طَيِّبَةً فِي جَنّٰتِ عَدْنٍ ۚ ذٰلِكَ الْفَوْزُ الْعَظِيمُ ⑫

۽ پاڪ خوشگوار محلن ۾ جيڪي رهائشي باغن ۾ آهن اهائي وڏي ڪاميابي آهي.

وَأُخْرٰى تُحِبُّونَهَا ۖ نَصْرٌ مِنَ اللّٰهِ وَفَتْحٌ قَرِيبٌ ۗ وَبَشِّرِ

۽ هڪ ٻي نعمت توهان کي عطا ڪندو [٢١] جيڪا توهان کي پياري آهي الله جي مدد ۽ جلد اچڻ واري فتح [٢٢] ۽ اي محبوب

الْمُؤْمِنِينَ ⑬ يٰأَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا كُونُوا أَنْصَارَ اللّٰهِ كَمَا قَالَ

مسلمانن کي خوشخبري ڏي. [٢٣] اي ايمان وارؤ خدا جي دين جا مددگار ٿيو جيئن [٢٤] عيسيٰ بن مريم

عِيسَى ابْنُ مَرْيَمَ لِلْحَوَارِيِّينَ مَنْ أَنْصَارِي إِلَى اللّٰهِ ۖ قَالَ

حوارين کي چيو هو تہ ڪير آهن جيڪي الله جي طرف جائي ڪري منهنجي مدد ڪن حوارين

[١٣] جنهن ۾ هي جهانن جي ڀلائي آهي. [١٤] يعني اسلام برحق دين. [١٥] قرآن پاڪ کي سحر ۽ ڪهانت چئي ڪري. [١٦] چنانچه هرهڪ دين الله جي عنايت سان اسلام کان مغلوب ٿيو. مجاهد کان منقول آهي تہ جڏهن حضرت عيسيٰ عليه السلام لهندو تہ روئي زمين تي اسلام کان سواءِ ٻيو ڪو بہ دين نہ هوندو [١٧] شان نزول:- مؤمنن چيو هو اسان کي جيڪر معلوم ٿئي ها تہ الله کي ڪهڙو عمل پسند آهي تہ اسان اهو ڪريون ها، ان تي هي آيت نازل ٿي ۽ هن ۾ انهيءَ عمل کي واپار جو نالو ڏنو ويو جيئن واپار مان نفعي جي اميد هوندي آهي، اهڙيءَ طرح انهيءَ عمل مان بهترين فائدو يعني رضاء الاهي، جنت ۽ نجات حاصل ٿئي ٿي. [١٨] هائي اها تجارت ٻڌائي وڃي ٿي. [١٩] جان ۽ مال هر هڪ شيءِ کان. [٢٠] ۽ ائين ڪيو تہ. [٢١] ان کان علاوه جلد ملڻ واري. [٢٢] ان مان يا تہ مڪي جي فتح مراد آهي يا فارس ۽ روم جي شهرن جي فتح. [٢٣] دنيا ۾ فتح جي ۽ آخرت ۾ جنت جي. [٢٤] حوارين الله تعاليٰ جي دين جي مدد ڪئي هئي جڏهن تہ.

الْحَوَارِيُّوْنَ نَحْنُ اَنْصَارُ اللّٰهِ فَاٰمَنَتْ طَّآئِفَةٌ مِّنْۢ بَنِيْٓ

چيو و٢٥ اسان خدا جي دين جا مددگار آهيون پوءِ بني اسرائيل مان هڪ ٽولي ايمان آندو

اِسْرَآءِيْلَ وَكَفَرَتْ طَّآئِفَةٌ ۚ فَاَيَّدْنَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا عَلٰى

و٢٦ ۽ هڪ ٽولي ڪفر ڪيو و٢٧ پوءِ اسان ايمان وارن کي سندن دشمن

عَدُوِّهِمْ فَاَصْبَحُوْا ظٰهِرِيْنَ ﴿١٤﴾

جي خلاف مدد ڏني پوءِ اهي غالب ٿي ويا. و٢٨

سُوْرَةُ الْجُمُعَةِ ٦٢ مَدَنِيَّةٌ ١١٠ — اٰيَاتُهَا ١١ — رُكُوْعَاتُهَا ٢

سُورة جمعه مدني آهي هن ۾ يارهن آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع). و١

يُسَبِّحُ لِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ الْمَلِكِ الْقُدُّوْسِ

الله جي پاڪائي بيان ڪن ٿا جيڪي به آسمانن ۾ آهن ۽ جيڪي زمين ۾ و٢ بادشاهه ڪمال پاڪائي وارو

الْعَزِيْزِ الْحَكِيْمِ ﴿١﴾ هُوَ الَّذِيْ بَعَثَ فِي الْاُمِّيّٖنَ رَسُوْلًا مِّنْهُمْ

عزت ۽ حڪمت وارو. اهو ئي آهي جنهن اڻ پڙهيلن ۾ انهن مان هڪ رسول موڪليو و٣ جو انهن تي ان جون

يَتْلُوْا عَلَيْهِمْ اٰيٰتِهٖ وَيُزَكِّيْهِمْ وَيُعَلِّمُهُمُ الْكِتٰبَ وَالْحِكْمَةَ ۗ وَ

آيتون پڙهي ٿو و٤ ۽ انهن کي پاڪ ڪري ٿو و٥ ۽ انهن کي ڪتاب ۽ حڪمت جو علم عطا فرمائي ٿو و٦ ۽ بيشڪ

اِنْ كَانُوْا مِنْ قَبْلُ لَفِيْ ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ ﴿٢﴾ وَّاٰخَرِيْنَ مِنْهُمْ لَمَّا

اهي ان کان اڳ و٧ ضرور کليل گمراهي ۾ هئا. و٨ ۽ انهن مان و٩ ٻين کي (به پاڪ ڪري ۽ علم عطا فرمائي ٿو.)

يَلْحَقُوْا بِهِمْ ؕ وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ﴿٣﴾ ذٰلِكَ فَضْلُ اللّٰهِ يُؤْتِيْهِ

جيڪي انهن اڳين سان نه مليا و١٠ ۽ اهو ئي عزت ۽ حڪمت وارو آهي. اهو الله جو فضل آهي جنهن کي وڻيس

مَنْ يَّشَآءُ ؕ وَاللّٰهُ ذُو الْفَضْلِ الْعَظِيْمِ ﴿٤﴾ مَثَلُ الَّذِيْنَ حُمِّلُوا

ڏي ۽ الله وڏي فضل وارو آهي. و١١ انهن جو مثال جن کي توريت کڻايو ويو هو

التَّوْرٰىةَ ثُمَّ لَمْ يَحْمِلُوْهَا كَمَثَلِ الْحِمَارِ يَحْمِلُ اَسْفَارًا ؕ بِئْسَ

و١٢ پوءِ انهن انهيءَ جي حڪم برداري نه ڪئي و١٣ گڏهه وانگر آهي جيڪو پٺي تي ڪتاب کڻي و١٥ اکڙوند

منزل ٧

و٢٥ حواري حضرت عيسىٰ عليه السلام جي مخلصن کي چوندا آهن. اهي ٻارهن ماڻهو هئا جن سڀني کان اڳ ۾ حضرت عيسىٰ عليه السلام تي ايمان آندو، انهن عرض ڪيو. و٢٦ حضرت عيسىٰ عليه السلام تي. و٢٧ انهن ٻنهي ۾ لڙائي ٿي. و٢٨ ايمان وارا هن آيت جي تفسير ۾ چيو ويو آهي ته جڏهن حضرت عيسىٰ عليه السلام کي آسمان ڏانهن کڻي ورتو ويو ته سندن قوم ٽن فرقن ۾ ورهائجي وئي. هڪڙن حضرت عيسىٰ عليه السلام جي نسبت چيو ته اهو الله هو ۽ آسمان تي هليو ويو، ٻي فرقي چيو ته اهو الله جو پٽ هو الله کيس پاڻ وٽ گهرائي ورتو. ٽين فرقي چيو ته اهو الله تعالىٰ جو ٻانهو ۽ ان جو رسول هو انهيءَ ٻي کيس کڻي ورتو اهو ٽولو مؤمن جو هو، انهن جي ٻن ڪافر ٽولن سان لڙائي رهي ۽ ڪافر ٽولا انهن تي غالب رهندا آيا ايستائين جو سيد الانبياء محبوب محمد مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن ظهور فرمايو. ان وقت ايماندار جماعت ڪافرن تي غالب ٿي. ان صورت ۾ مطلب هي آهي ته حضرت عيسىٰ عليه السلام تي ايمان آڻيندڙن جي اسان محبوب محمد مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي تصديق ڪرڻ سان مدد فرمائي.

و١ سُورة جمعه مدني آهي هن ۾ ٻه رڪوع يارهن آيتون، هڪ سو اسي ڪلما ۽ ست سؤ ويهه حرف آهن. و٢ تسبيح ٽن قسمن جي آهي: هڪ خلقت (پيدائش) جي تسبيح يعني هر شيءِ جي ذات ۽ سندس پيدائش الله پاڪ جل جلاله جي قدرت، حڪمت، وحدانيت ۽ پاڪائي تي ڏس ڏئي ٿي. ٻي معرفت جي تسبيح، جيئن الله تعالىٰ پنهنجي مهرباني سان مخلوق ۾ پنهنجي معرفت جو جوهر پيدا ڪري. ٽين تسبيح ضروري اها هي آهي جو الله تعالىٰ هر هڪ جوهر تي پنهنجي تسبيح جاري فرمائي ته اها تسبيح معرفت تي مرتب نه آهي. و٣ جنهن جي نسب ۽ شرافت کي اهي چڱي طرح ڄاڻن سڃاڻن ٿا، ان جو نالو پاڪ محمد مصطفىٰ آهي (صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم). حضور محبوب سيد انبياء صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي صفت نبي امي آهي، ان جا ڪيترائي وجه آهن: هڪ هن ڪري ته پاڻ امي امت ڏانهن نبي ڪري موڪليا ويا، ڪتاب شعياء ۾ آهي، الله تعالىٰ فرمائي ٿو مان امين ۾ هڪ امي موڪليندس ۽ ان تي نبوت ختم ڪندس ۽ هڪ وجه هي به ٿي سگهي ٿو ته پاڻ وادي ام القرىٰ يعني مڪي شريف ۾ موڪليا ويا. هڪ وجه هي به آهي ته پاڻ ڪتاب لکندا پڙهندا نه هئا ۽ اها سندن نهايت ئي فضيلت هئي جو نه ٻاڻي علم سان ن جي ڪا ضرورت نه هئي خط وڪتابت هڪ ذهني صفت آهي جيڪا جسماني عضون ذريعي صادر ٿيئي ٿي. جنهن ذات جي زير فرمان "قلم اعلىٰ" هجي ان کي انهيءَ لکڻ جي ڪهڙي ضرورت ته ساڳي وقت ڪتابت نه فرمائڻ جي باوجود ماهر ڪتابت هجڻ سندن عظيم معجزو آهي. پاڻ ڪريم جن ڪاتبن کي علم خط ۽ ڪتابت جا قاعدا سيکاريندا هئا، ڪاريگرن کي ڪاريگري سيکاريندا هئا ۽ تمام دنيوي ۽ اخروي ڪمالات ۾ الله تعالىٰ کين سموري مخلوق کان وڌيڪ علم وارو فرمايو. و٤ يعني قرآن پاڪ ٻڌائن ٿا. و٥ باطل عقيدن، خراب عادتن، جاهليت جي خباثت ۽ برن عملن کان. و٦ ڪتاب مان مراد قرآن ۽ حڪمت مان سنت ۽ فقه آهي يا شرعي احڪام ۽ طريقت جا راز. و٧ يعني محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي تشريف آڻڻ کان اڳي. و٨ جو شرڪ، باطل عقيدن ۽ گندن عملن ۾ مبتلا هئا ۽ انهن کي ڪامل مرشد ۽ رهبر جي ضرورت هئي. و٩ يعني امين مان. و١٠ ٻين مان مُراد يا ته عجمي آهن يا اهي سمورا ماڻهو جيڪي حضور محبوب اڪرم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کان پوءِ قيامت تائين اسلام ۾ داخل ٿين انهن کي. و١١ انهن جو زمانو نه لڌو، انهن کان پوءِ آيا يا شرف ۽ فضيلت ۾ انهن جي درجي کي نه پهتا، چو ته صحابين کان پوءِ جا ماڻهو غوث ۽ قطب ڇو نه هجن مگر صحابيت واري فضيلت نه ٿا ماڻي سگهن. و١٢ پنهنجي مخلوق تي جو سندن هدايت جي واسطي پنهنجي حبيب محمد مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي موڪليائين. و١٣ ۽ ان جي احڪام جي تابعداري انهن تي لازم ڪئي وئي هئي. اهي ماڻهو يهودي آهن. و١٤ ۽ ان تي عمل نه ڪيائون ۽ ان ۾ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي نعت ۽ صفت ٻڌڻ جي باوجود حضور محبوب پاڪ تي ايمان نه آندائون. و١٥ ۽ بارڪان سواءِ ان مان ڪو به نفعو نه لهي ۽ انهن ۾ جيڪي علم آهن انهن کان صفا واقف نه هجي. اهو ئي حال انهن يهودين جو آهي جو توريت کنيو وتن ٿا، ان جا الفاظ رٽن ٿا ۽ ان مان نفعو نٿا وٺن، ان جي احڪامن مطابق عمل نه ٿا ڪن ۽ اهو ئي مثال انهن ماڻهن تي سچو اچي ٿو جيڪي قرآن ڪريم جي معنىٰ کي نه سمجهن ۽ نه عمل ڪن اُن تي ۽ ان کان منهن موڙين.

مَثَلُ الْقَوْمِ الَّذِيْنَ كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِ اللّٰهِ ؕ وَاللّٰهُ لَا يَهْدِى الْقَوْمَ

خراب مثال آهي انهن ماڻهن جو جن الله جي آيتن کي ڪوڙ ڪري سمجهيو ۽ الله ظالمن کي واٽ نه ٿو ڏي

الظّٰلِمِيْنَ ۞ قُلْ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ هَادُوْۤا اِنْ زَعَمْتُمْ اَنَّكُمْ اَوْلِيَآءُ

تون فرماءِ اي يهوديو جيڪڏهن توهان کي هي گمان آهي ته توهان الله جا دوست

لِلّٰهِ مِنْ دُوْنِ النَّاسِ فَتَمَنَّوُا الْمَوْتَ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ۞

آهيو ۽ ٻيا ماڻهو نه آهن ف١٦ ته پوءِ مرڻ جي تمنا ڪريو ١٧ جيڪڏهن توهان سچا آهيو. ف١٨

وَلَا يَتَمَنَّوْنَهٗۤ اَبَدًاۢ بِمَا قَدَّمَتْ اَيْدِيْهِمْ ؕ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌۢ

۽ اهي ڪڏهن به ان جي تمنا نه ڪندا انهن ڪرتوتن جي سبب جيڪي انهن جي هٿن اڳتي موڪليا آهن ف١٩ ۽ الله ظالمن کي

بِالظّٰلِمِيْنَ ۞ قُلْ اِنَّ الْمَوْتَ الَّذِىْ تَفِرُّوْنَ مِنْهُ فَاِنَّهٗ مُلٰقِيْكُمْ

ڄاڻي ٿو. تون فرماءِ اهو موت جنهن کان توهان ڀڄو ٿا اهو ته ضرور توهان کي ملي رهندو ف٢٠

ثُمَّ تُرَدُّوْنَ اِلٰى عٰلِمِ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ فَيُنَبِّئُكُمْ بِمَا كُنْتُمْ

پوءِ ان جي طرف موٽايا ويندؤ جيڪو لڪ ۽ ظاهر سڀ ڪجهه ڄاڻي ٿو پوءِ اهو توهان کي ٻڌائيندو

تَعْمَلُوْنَ ۞ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اِذَا نُوْدِىَ لِلصَّلٰوةِ مِنْ يَّوْمِ

جو ڪجهه توهان ڪيو هو. اي ايمان وارؤ! جڏهن نماز جي آذان ٿئي جمعي جي ڏينهن

الْجُمُعَةِ فَاسْعَوْا اِلٰى ذِكْرِ اللّٰهِ وَذَرُوا الْبَيْعَ ؕ ذٰلِكُمْ خَيْرٌ لَّكُمْ

ف٢١ ته الله جي ياد جي واسطي ڊڪي ڀڄو ف٢٢ ۽ خريد فروخت ڇڏي ڏيو ف٢٣ اهو توهان جي لاءِ ڀلو

اِنْ كُنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ۞ فَاِذَا قُضِيَتِ الصَّلٰوةُ فَانْتَشِرُوْا فِى

آهي جيڪڏهن توهان ڄاڻو. پوءِ جڏهن نماز ٿي چڪي ته زمين ۾ پکڙجي وڃو

الْاَرْضِ وَابْتَغُوْا مِنْ فَضْلِ اللّٰهِ وَاذْكُرُوا اللّٰهَ كَثِيْرًا

۽ الله جو فضل تلاش ڪريو ف٢٤ ۽ الله کي گهڻو ياد ڪريو

لَّعَلَّكُمْ تُفْلِحُوْنَ ۞ وَاِذَا رَاَوْا تِجَارَةً اَوْ لَهْوَا انْفَضُّوْۤا اِلَيْهَا

هن اميد تي ته من ڪامياب ٿيو. ۽ جڏهن انهن واپار يا ڪاراند ڏٺي انهيءَ جي طرف هليا ويا ف٢٥

وَتَرَكُوْكَ قَآئِمًا ؕ قُلْ مَا عِنْدَ اللّٰهِ خَيْرٌ مِّنَ اللَّهْوِ وَمِنَ

۽ توکي خطبي ۾ بيٺل ڇڏي ويا ف٢٦ تون فرماءِ جو ڪجهه الله وٽ آهي ف٢٧ سو راند ۽ واپار کان



ف١٦ جيئن جو توهان چئو ٿا ته اسان الله جا پٽ آهيون ۽ ڪيس پيارا آهيون. ف١٧ جو موت توهان کي ان تائين پهچائي. ف١٨ پنهنجي ان دعوىٰ ۾. ف١٩ يعني ان ڪفر ۽ تڪذيب جي سبب جو انهن کان صادر ٿي. ف٢٠ ڪنهن طرح ان کان ڀڄي نه ٿا سگهن. ف٢١ جمعي جو ڏينهن. عربي ۾ ان ڏينهن جو نالو عروبه هو ۽ جمعو ان لاءِ نالو رکيو ويو* جمعو نالي رکڻ ۾ ٻيا به گهڻا قول آهن. سڀني کان پهريائين جنهن شخص ان ڏينهن جو نالو جمعو رکيو اهو ڪعب بن لوي آهن. پهريون جمعو جيڪو نبي اڪرم محبوب معظم صلي الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن پنهنجي صحابين سان گڏ پڙهيو ان بابت سيرت نگارن جو بيان آهي ته حضور محبوب عليه الصلوٰة والسلام جڏهن هجرت ڪري مدينه طيبه تشريف وٺي آيا ته ٻارهين ربيع الاول سومر جي ڏينهن ڪچڙي منجهند جي وقت قبا ۾ قيام فرمايائون خميس جي ڏينهن تائين اتي رهيا ۽ مسجد شريف جو بنياد رکيائون، جمعي جي ڏينهن مدينه طيبه جو ارادو فرمايائون، بني سالم بن عوف جي وادي ۾ جمعي جو وقت ٿي ويو اتي ٿي ماڻهن مسجد ٺاهي رتي محبوب سيد عالم صلي الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن اتي جمعو پڙهايو ۽ خطبو فرمايائون. جمعي جو ڏينهن سمورن ڏينهن جو سردار آهي. حديث شريف ۾ آهي ته جيڪو مؤمن ان ڏينهن مري ته ان کي شهيد جو ثواب عطا فرمائي ٿو ۽ قبر جي فتني کان محفوظ فرمائيندو. الله تعالىٰ آذان مان مراد پهرين آذان آهي، نه ڪ آذان ثاني جيڪا خطبي سان متصل آهي. پهرين آذان جو اضافو جيتوڻيڪ حضرت عثمان رضي الله تعالىٰ عنه جي زماني ۾ ٿيو مگر خريد ۽ فروخت ڇڏڻ ۽ سعيو واجب هجڻ انهيءَ آذان سان متعلق آهي (اهڙيءَ طرح درمختار ۾ آهي.) ف٢٢ "سعي" مان مراد ڀڄڻ نه آهي بلڪ مقصد آهي نماز جي واسطي تياري شروع ڪري ڏيڻ ۽ "ذڪر الله" مان مراد جمهور وٽ خطبو آهي. ف٢٣ مسئلو: ان مان معلوم ٿيو ته جمعي جي آذان ٿيندي ئي خريد و فروخت حرام ٿي وڃي ٿي ۽ دنيا جا سمورا شغل جيڪي ذڪر الاهي کان غفلت جو سبب هجن ان ۾ داخل آهن، آذان اچڻ کان پوءِ سمورا ڪم ڇڏي ڏيڻ ضروري آهن. مسئلو: هن آيت مان جمعي نماز جي فرضيت، آذان بعد خريد و فروخت ۽ ٻين دنيوي ڪمن جي حرمت ۽ نماز جي تياري ۽ خطبي جو ضروري هجڻ ثابت ٿيو. مسئلو: جمعو مسلمان مرد عاقل بالغ آزاد تندرست مقيم تي شهر ۾ واجب ٿئي ٿو. نابين ۽ هٿن پيرن کان معذور تي جمعو واجب نه ٿو ٿئي. جمعي جي صحت جي واسطي ست شرط آهن: (١) شهر، جاتي مقدمن جي فيصلي ڪرڻ وارو ڪو بااختيار حاڪم موجود هجي يا شهر جي پسگردائي جيڪا شهر سان ڳنڍيل هجي ۽ شهر وارا ان کي پنهنجي ضرورت واسطي ڪم آڻيندا هجن. (٢) حاڪم. (٣) وقت ظهر (٤) خطبو وقت جي اندر. (٥) خطبي جو نماز کان اڳي هجڻ ايتري جماعت ۾ جيڪو جمعي جي واسطي ضروري آهي. (٦) جماعت ۽ ان جو گهٽ ۾ گهٽ انداز ٽي مرد آهن امام کان سواءِ. (٧) عام اجازت، جو نمازين کي نماز جي جاءِ تائين ڪا رڪاوٽ نه هجي. ف٢٤ يعني هاڻي توهان جي واسطي جائز آهي جو گذر سفر جي ڪم ڪار ۾ مشغول ٿيو يا طلب علم يا بيمار جي پڇڻ يا جنازي ۾ شرڪت يا عالمن جي زيارت ۽ ان جهڙن ٻين ڪمن ۾ مشغول ٿي نيڪيون حاصل ڪريو. ف٢٥ شانِ نزول: محبوب اڪرم صلي الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن مدينه طيبه ۾ جمعي جي ڏينهن خطبو ڏيئي رهيا هئا ته واپارين جو هڪ قافلو پهتو ۽ دستور موجب اعلان جي واسطي طبل وڄايو ويو. نه ماڻهن تنگي ۽ ڏڪر جو هو ماڻهو هن خيال سان ان طرف هليا ويا جو ائين نه ٿئي جو دير ڪرڻ سان جنس ختم ٿي وڃي ۽ اسان کي ڪجهه به نه ملي ۽ مسجد شريف ۾ فقط ٻارهن ماڻهو رهجي ويا، ان تي اها آيت شريف نازل ٿي. ف٢٦ مسئلو: هن مان ثابت ٿيو ته خطيب کي بيهي ڪري خطبو ڏيڻ گهرجي. ف٢٧ يعني نماز جو اجر ۽ ثواب ۽ نبي ڪريم صلي الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيڻ جي برڪت ۽ سعادت.

التِّجَارَةِ ؕ وَاللّٰهُ خَيْرُ الرّٰزِقِيْنَ ﴿١١﴾ ع

بهتر آهي ۽ الله جو رزق سڀني کان بهتر آهي .



سُورة مُنافِقُون مدني آهي هن ۾ يارهن آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١

اِذَا جَآءَكَ الْمُنٰفِقُوْنَ قَالُوْا نَشْهَدُ اِنَّكَ لَرَسُوْلُ اللّٰهِ ۘ وَاللّٰهُ

جڏهن منافق تنهنجي حضور ۾ حاضر ٿين ٿا ف٢ چون ٿا اسان شاهدي ڏيون ٿا ته بيشڪ حضور يقيناً الله جا رسول آهن

يَعْلَمُ اِنَّكَ لَرَسُوْلُهٗ ؕ وَاللّٰهُ يَشْهَدُ اِنَّ الْمُنٰفِقِيْنَ لَكٰذِبُوْنَ ﴿١﴾ ج

۽ الله ڄاڻي ٿو ته بيشڪ تون ان جو رسول آهين ۽ الله شاهدي ڏي ٿو ته منافق ضرور ڪوڙا آهن . ف٣

اِتَّخَذُوْۤا اَيْمَانَهُمْ جُنَّةً فَصَدُّوْا عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ؕ اِنَّهُمْ سَآءَ

۽ انهن پنهنجن قسمن کي ڍال ٺاهي ورتو آهي ف٤ پوءِ الله جي راهه کان روڪيائون ف٥ بيشڪ اهي نهايت

مَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿٢﴾ ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ اٰمَنُوْا ثُمَّ كَفَرُوْا فَطُبِعَ عَلٰى

ئي بُرا ڪم ڪن ٿا ف٦ اهو ان ڪري جو انهن زبان سان ايمان آندو پوءِ دل سان ڪافر ٿيا تنهن ڪري انهن جي دلين تي

قُلُوْبِهِمْ فَهُمْ لَا يَفْقَهُوْنَ ﴿٣﴾ وَاِذَا رَاَيْتَهُمْ تُعْجِبُكَ اَجْسَامُهُمْ ؕ

مُهر لڳائي وئي پوءِ هاڻي اهي ڪجهه نٿا سمجهن . ۽ جڏهن تون انهن کي ڏسين ف٧ ته انهن جا قد بُت توکي چڱا نظر ايندا

وَاِنْ يَّقُوْلُوْا تَسْمَعْ لِقَوْلِهِمْ ؕ كَاَنَّهُمْ خُشُبٌ مُّسَنَّدَةٌ ؕ

۽ جيڪڏهن ڳالهائن ته تون انهن جي ڳالهه غور سان ٻُڌين ف٨ ڄڻ اهي ڪاٺيون هجن ديوار سان ٽيڪ ڏنل ف٩

يَحْسَبُوْنَ كُلَّ صَيْحَةٍ عَلَيْهِمْ ؕ هُمُ الْعَدُوُّ فَاحْذَرْهُمْ ؕ قٰتَلَهُمُ

گمان ڪندا آهن هر بلند آواز کي پنهنجي خلاف ف١٠ اهي دُشمن آهن ف١١ پوءِ تون انهن کان هوشيار ره ف١٢ الله جي انهن تي

اللّٰهُ ۫ اَنّٰى يُؤْفَكُوْنَ ﴿٤﴾ وَاِذَا قِيْلَ لَهُمْ تَعَالَوْا يَسْتَغْفِرْ لَكُمْ رَسُوْلُ

مار پوي ڪاڏي اونڌو وڃن ٿا . ف١٣ ۽ جڏهن انهن کي چيو وڃي ته اچو ف١٤ الله جو رسول توهان جي واسطي معافي

اللّٰهِ لَوَّوْا رُءُوْسَهُمْ وَرَاَيْتَهُمْ يَصُدُّوْنَ وَهُمْ مُّسْتَكْبِرُوْنَ ﴿٥﴾

گهري ته پنهنجي مٿي کي ڦيري ڇڏيندا آهن ۽ تون انهن کي ڏسين ته اهي وڏائي ڪندي منهن ڦيريندا آهن . ف١٥



ف١ سُورة منافقون مدني آهي هن ۾ ٻه رڪوع، يارهن آيتون، هڪسو اسي ڪلما ۽ نو سو ڇاهتر حرف آهن ف٢ ته پنهنجي ضمير جي خلاف. ف٣ انهن جو اندر ظاهر جي موافق نه آهي، جو ڪجهه چوندا آهن عقيدو ان جي خلاف هوندو اٿن . ف٤ جوان جي ذريعي قتل ۽ قيد کان محفوظ رهن. ف٥ ماڻهن کي يعني جهاد کان يا محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن تي ايمان آڻڻ کان قسمين قسمين وسوسا ۽ شڪ وجهي ڪري. ف٦ جو ايمان جي مقابلي ۾ ڪفر اختيار ڪندا آهن . ف٧ يعني منافقن کي يعني جيئن عبدالله بن اُبيّ بن سلول وغيره . ف٨ ابن اُبيّ جسم ۾ ڀريل شڪل جو سهڻو ۽ بيان جو ڪاريگر ماڻهو هو ۽ ان جا ٻيا ساٿي منافق به قريب قريب اهڙا ئي هُئا . محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي محفل شريف ۾ اهي ماڻهو جڏهن حاضر ٿيندا هُئا ته خوب ڳالهيون ڪندا هُئا ، جيڪي ٻُڌندڙن کي چڱيون لڳنديون هيون. ف٩ جن ۾ روح جان تصوير وانگر ايمان جو روح نه نتيجي جي سوچ. ف١٠ ڪو ڪنهن کي سڏيندو هجي يا پنهنجي ڪا وڃايل شيءِ ڳوليندو هجي يا الشڪر ۾ ڪنهن مطلب جي واسطي ڪا ڳالهه وڏي آواز سان چوي ته اهي پنهنجي نفس جي پليتي ۽ بدگماني جي ڪري ايئن ئي سمجهندا آهن ته انهن کي ڪجهه چيو ويو آهي ۽ انهن کي سدائين اهو ڊپ رهندو آهي ته متان انهن جي باري ۾ ڪو مضمون نازل ٿئي ، جنهن سان انهن جا راز ظاهر ٿي پون. ف١١ دل ۾ سخت دُشمني رکن ٿا ۽ ڪافرن جا جاسوس آهن ، مسلمانن جون خبرون ڪافرن وٽ پهچائيندا آهن . ف١٢ ۽ انهن جي ظاهري حال کي ڏسي دوکو نه کائو. ف١٣ ۽ روشن دليلن جي باوجود حق کان ڦري ويندا آهن. ف١٤ معافي گهرڻ جي واسطي . ف١٥ شانِ نزول:- غزوه مريسيع کان فارغ ٿي جڏهن محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن هڪ کوهه تي لٿا ته اتي هي واقعو پيش آيو ته حضرت عمر رضى الله تعالىٰ عنه جي ملازم جهجاه غفاري ۽ ابن اُبيّ جي حليف سنان جهني جي درميان لڙائي ٿي وئي ، جهجاه مهاجرن کي سڏيو ۽ سنان انصارن کي پڪاريو، ان وقت ابن ابي منافق حضور محبوب صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جي شان اقدس ۾ نهايت گستاخانه ٻيهودو* ۽ چوڻ لڳو ته مدينه طيبه ۾ پهچي اسان مان عزت وارا ذليلن کي ڪڍي ڇڏيندا ۽ پنهنجي قوم کي چوڻ لڳو ته جيڪڏهن انهن کي پنهنجي بچيل ماني ڏڪار ايو هاته اهي توهان جي ڪنڌ تي سوار ٿين ها، هاڻي انهن جو خرچ بند ڪريو ته اهي مديني مان خود بخود ڀڄي ويندا

ان جي نامناسب گفتگو زيد بن ارقم برداشت نه ڪري سگهيو ۽ فرمايائين خدا جو قسم تون ئي ذليل آهين پنهنجي قوم ۾ بغض وجهڻ وارو ، ۽ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي مٿي مبارڪ تي ته معراج جو تاج آهي ، حضرت رب رحمان انهن کي عزت ۽ قوت بخشي آهي . ابن ابي چوڻ لڳو ماٺ ڪر مان ته رڳو کري رهيو هوس . زيد بن ارقم اها خبر حضور محبوب سائين جي خدمت اقدس ۾ پهچائي . حضرت عمر فاروق رضى الله تعالىٰ عنه ابن ابي جي قتل جي اجازت گهري ، محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کيس منع فرمايو ۽ ارشاد فرمايائون ته ماڻهو چوندا ته محمّد (صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم) هاڻ پنهنجي ساٿين کي ئي قتل ڪري . حضور محبوب انور جن ابن ابي کان پڇيو ته تو اهي ڳالهيون ڪيون ؟ تنهن تي اهو قسم کڻي ڦري ويو ۽ چوڻ لڳو ته مان ڪجهه به نه چيو، سندس ساٿي جيڪي مجلس شريف ۾ حاضر هُئا تن عرض ڪيو ته ابن ابي پوڙهو ۽ وڏو ماڻهو آهي جا ڳالهه اهو ڪري ٿو ٺيڪ ئي چوي ٿو، شايد زيد بن ارقم کي دوکو ٿيو هجي يا ڳالهه خيال ۾ نه آئي هجيس. پوءِ جڏهن مٿيون آيتون نازل ٿيون ۽ ابن ابي جو ڪوڙ ظاهر ٿي پيو ته ان کي چيو ويو ته وڃ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي عرض ڪر ته حضور محبوب سائين تنهنجي لاءِ الله تعالىٰ کان معافي گهرن ، ته ڪنڌ کي موڙيائين ۽ چوڻ لڳو ته ايمان آڻڻ لاءِ چيو هو ته مان ايمان آندو، وري تو زڪوٰة جي واسطي چيو ته مان زڪوٰة به ڏني هاڻي اها ئي ڳالهه رهجي وئي آهي ته (محبوب) محمّد (صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم) کي سجدو ڪريان. ان تي اها آيت نازل ٿي .

وقف لازم

*لهم يوم بطون

سَوَآءٌ عَلَيۡهِمۡ اَسۡتَغۡفَرۡتَ لَهُمۡ اَمۡ لَمۡ تَسۡتَغۡفِرۡ لَهُمۡ ؕ لَنۡ يَّغۡفِرَ

انهن تي برابر آهي تون انهن لاءِ معافي گهرين يا نه گهرين الله انهن کي هرگز معاف نه

اللّٰهُ لَهُمۡ ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَا يَهۡدِى الۡقَوۡمَ الۡفٰسِقِيۡنَ ۞ ٦ هُمُ الَّذِيۡنَ

فرمائيندو ف١٦ بيشڪ الله فاسقن کي هدايت نه ڏيندو آهي. اهي ئي آهن جيڪي چون ٿا

يَقُوۡلُوۡنَ لَا تُنۡفِقُوۡا عَلٰى مَنۡ عِنۡدَ رَسُوۡلِ اللّٰهِ حَتّٰى يَنۡفَضُّوۡا ؕ

ته انهن تي خرچ نه ڪيو جيڪي رسول الله وٽ آهن ايستائين جو پريشان ٿي هٽي وڃن

وَلِلّٰهِ خَزَآئِنُ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ وَلٰكِنَّ الۡمُنٰفِقِيۡنَ

۽ الله جي ئي واسطي آهن آسمانن ۽ زمين جا خزانا ف١٧ پر منافقن کي

لَا يَفۡقَهُوۡنَ ۞ ٧ يَقُوۡلُوۡنَ لَئِنۡ رَّجَعۡنَاۤ اِلَى الۡمَدِيۡنَةِ لَيُخۡرِجَنَّ

سمجهه نه آهي. چون ٿا جيڪڏهن اسان مديني ورِي موٽي وياسين ف١٨ ته ضرور جيڪو وڏي عزت وارو

الۡاَعَزُّ مِنۡهَا الۡاَذَلَّ ؕ وَلِلّٰهِ الۡعِزَّةُ وَلِرَسُوۡلِهٖ وَلِلۡمُؤۡمِنِيۡنَ

آهي اهو اتان ڪڍي ڇڏيندو نهايت ذلت واري کي ف١٩ ۽ عزت ته الله ۽ ان جي رسول ۽ مسلمانن جي واسطي

وَلٰكِنَّ الۡمُنٰفِقِيۡنَ لَا يَعۡلَمُوۡنَ ۞ ٨ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا لَا تُلۡهِكُمۡ

ئي آهي مگر منافقن کي خبر نه آهي. ف٢٠ اي ايمان وارؤ توهان کي غافل نه ڪري توهان جو مال

اَمۡوَالُكُمۡ وَلَاۤ اَوۡلَادُكُمۡ عَنۡ ذِكۡرِ اللّٰهِ ۚ وَمَنۡ يَّفۡعَلۡ ذٰلِكَ فَاُولٰٓئِكَ

نه توهان جو اولاد نه ئي ڪا بي شيءِ الله جي ذڪر کان ف٢١ ۽ جيڪو ائين ڪندو ف٢٢ پوءِ

هُمُ الۡخٰسِرُوۡنَ ۞ ٩ وَاَنۡفِقُوۡا مِنۡ مَّا رَزَقۡنٰكُمۡ مِّنۡ قَبۡلِ اَنۡ يَّاۡتِىَ

اهي ئي ماٺو نقصان ۾ آهن. ف٢٣ ۽ ڪجهه خرچ ڪريو اسان جي ڏني مان (اسان جي ان ۾) ف٢٤ هن کان اڳ جو

اَحَدَكُمُ الۡمَوۡتُ فَيَقُوۡلَ رَبِّ لَوۡلَاۤ اَخَّرۡتَنِىۡۤ اِلٰۤى اَجَلٍ قَرِيۡبٍ ۙ

توهان مان ڪنهن تي موت اچي پوءِ چوي اي منهنجا رب تو مون کي ٿوري مدت تائين ڇو نه مهلت

فَاَصَّدَّقَ وَاَكُنۡ مِّنَ الصّٰلِحِيۡنَ ۞ ١٠ وَلَنۡ يُّؤَخِّرَ اللّٰهُ نَفۡسًا اِذَا

ڏني جو مان صدقو ڏيان ها ۽ نيڪن مان ٿيان ها. ۽ الله هرگز ڪنهن به جان کي مهلت

جَآءَ اَجَلُهَا ؕ وَاللّٰهُ خَبِيۡرٌۢ بِمَا تَعۡمَلُوۡنَ ۞ ١١ ع

نه ڏيندو جڏهن ان جو وقت اچي وڃي ف٢٥ ۽ الله کي توهان جي ڪم جي خبر آهي.

ع ١/٨ ١٣

ع ٢/٣ ١٤

ف١٦ ان ڪري نه اهي پڪا منافق ٿي چڪا آهن. ف١٧ اهو ئي سمورن جو رازق آهي.

ف١٨ ان لڙائي کان موٽي ڪري.

ف١٩ منافقن پاڻ کي عزت وارو ۽ مؤمنن کي ذلت وارو سڏيو. الله تعاليٰ فرمائي ٿو. ف٢٠ هن آيت جي نازل ٿيڻ کان چندئي ڏينهن بعد ابن ابيّ منافق پنهنجي نفاق جي حالت ۾ مري ويو.

ف٢١ پنج وقتي نماز کان يا قرآن کان.

ف٢٢ جو دنيا ۾ مشغول ٿي ڪري دين کي وساري ڇڏي ۽ مال جي محبت ۾ پنهنجي حال ۽ (آخرت) جي پرواهه نه ڪري ۽ اولاد جي خوشي جي واسطي آخرت جي راحت کان غافل رهي.

ف٢٣ جو انهن فاني دنيا جي پٺيان آخرت جي باقي رهندڙ نعمتن جي پرواهه نه ڪئي.

ف٢٤ يعني جيڪي صدقا واجب آهن اهي ادا ڪريو.

ف٢٥ جيڪو لوح محفوظ ۾ لکيل آهي.....





سُوْرَةُ التَّغَابُنِ — مَدَنِيَّةٌ ٦٤ — ١٠٨ — اٰيَاتُهَا ١٨ — رُكُوْعَاتُهَا ٢

سُوْرَة تغابنُ مدني آهي هن ۾ ارڙهن آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن .

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف۱

يُسَبِّحُ لِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ ۚ لَهُ الْمُلْكُ وَ

الله جي پاڪائي بيان ڪن ٿا جيڪي آسمانن ۾ آهن ۽ جيڪي زمين ۾ (آهن) انهيءَ جي بادشاهي آهي

لَهُ الْحَمْدُ ۫ وَهُوَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ① هُوَ الَّذِيْ خَلَقَكُمْ

۽ انهيءَ جي تعريف ف۲ ۽ اهو هر شيءِ تي قادر آهي. اهو ئي آهي جنهن توهان کي پيدا ڪيو

فَمِنْكُمْ كَافِرٌ وَّمِنْكُمْ مُّؤْمِنٌ ؕ وَاللّٰهُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرٌ ②

پوءِ توهان مان ڪو ڪافر ۽ توهان مان ڪو مسلمان آهي ف۳ ۽ الله توهان جي ڪمن کي ڏسي رهيو آهي.

خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ بِالْحَقِّ وَصَوَّرَكُمْ فَاَحْسَنَ صُوَرَكُمْ ۚ

انهيءَ آسمان ۽ زمين حق سان بڻايا ۽ توهان جي تصوير ٺاهيائين پوءِ تمام سهڻي صورت توهان جي ٺاهيائين ف۴

وَاِلَيْهِ الْمَصِيْرُ ③ يَعْلَمُ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَيَعْلَمُ

۽ انهيءَ جي طرف موٽڻو آهي . ف۵ ڄاڻي ٿو جو ڪجھ آسمانن ۽ زمين ۾ آهي ۽ ڄاڻي ٿو

مَا تُسِرُّوْنَ وَمَا تُعْلِنُوْنَ ؕ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌ بِذَاتِ الصُّدُوْرِ ④

جيڪي توهان لڪايو ٿا ۽ ظاهر ڪريو ٿا ۽ الله دلين جي ڳالھ ڄاڻي ٿو

اَلَمْ يَاْتِكُمْ نَبَؤُا الَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْ قَبْلُ ۫ فَذَاقُوْا وَبَالَ

ڇا توهان کي ف۶ انهن جي خبر نه پهتي جن توهان کان اڳي ڪفر ڪيو ف۷ ۽ پنهنجي ڪرتوتن جو وبال چکيائون

اَمْرِهِمْ وَلَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ⑤ ذٰلِكَ بِاَنَّهٗ كَانَتْ تَّاْتِيْهِمْ

ف۸ ۽ انهن جي واسطي دردناڪ عذاب آهي ف۹ اهو هن ڪري ته انهن وٽ انهن جا رسول روشن دليل

رُسُلُهُمْ بِالْبَيِّنٰتِ فَقَالُوْۤا اَبَشَرٌ يَّهْدُوْنَنَا ۫ فَكَفَرُوْا وَتَوَلَّوْا

آڻيندا هئا ف۱۰ پوءِ چوڻ لڳا ڇا انسان اسان کي واٽ ڏيکاريندا ف۱۱ پوءِ ڪفر ڪيائون ف۱۲ ۽ ڦري ويا ف۱۳

وَّاسْتَغْنَى اللّٰهُ ؕ وَاللّٰهُ غَنِيٌّ حَمِيْدٌ ⑥ زَعَمَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْۤا اَنْ

۽ الله بي نيازي اختيار ڪئي ۽ الله بي نياز آهي سڀني خوبين سارا هيل ڪافرن بڪيو ته هو هرگز اٿاريا نه ويندا

ف۱ سُورة تغابن اڪثريت وٽ مدني آهي ۽ ڪن مفسرن مطابق مڪي آهي سواءِ ٽن آيتن جي جيڪي يٰاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اِنَّ مِنْ اَزْوَاجِكُمْ کان شروع ٿين ٿيون. هن سورت ۾ ٻه رڪوع ارڙهن آيتون ٻه سو اڪيتاليه ڪلمات ۽ هڪ هزار سٺ حرف آهن. ف۲ پنهنجي ملڪيت ۾ متصرف آهي جيڪي گهري جيئن گهري ڪري ٿو نه سندس ڪو شريڪ ذمت، سموريون نعمتون انهيءَ جون آهن. ف۳ حديث شريف ۾ آهي ته انسان جي سعادت ۽ بدبختي ملائڪ الله تعاليٰ جي حڪم سان ان وقت لکي ڇڏيندا آهن جڏهن اهو پنهنجي ماءُ جي پيٽ ۾ هوندو آهي. ف۴ پوءِ ضروري آهي ته پنهنجي عادت به چڱي رکو. ف۵ آخرت ۾. ف۶ اي مڪي جا ڪافرو. ف۷ يعني ڇا توهان کي گذريل اُمتن جو احوال معلوم نه ٿيو جن نبين کي ڪوڙو سمجهيو. ف۸ دنيا ۾ پنهنجي ڪفر جي سزا لڌائون. ف۹ آخرت ۾. ف۱۰ معجزا ڏيکاريندي. ف۱۱ يعني انهن بشر جي رسول هجڻ جو انڪار ڪيو ۽ اها نه ڏي بي سمجهي آهي پوءِ بشر جو رسول هجڻ ته نه مڃيائون پر پٿر جو خدا هجڻ مڃيائون ف۱۲ رسولن جو انڪار ڪري. ف۱۳ ايمان کان.

لَّن يُبْعَثُوا ۚ قُلْ بَلَىٰ وَرَبِّي لَتُبْعَثُنَّ ثُمَّ لَتُنَبَّؤُنَّ بِمَا عَمِلْتُمْ ۚ

تون فرماءِ ڇو نہ منهنجي رب جو قسم توهان ضرور اٿاريا ويندؤ پوءِ توهان کي توهان جا ڪرتوت ٻڌايا ويندا

وَذَٰلِكَ عَلَى اللَّهِ يَسِيرٌ ⑦ فَآمِنُوا بِاللَّهِ وَرَسُولِهِ وَالنُّورِ الَّذِي

۽ اهو الله تي آسان آهي پوءِ ايمان آڻيو الله ۽ ان جي رسول ۽ ان نور تي ف۱۴ جيڪو اسان

أَنزَلْنَا ۚ وَاللَّهُ بِمَا تَعْمَلُونَ خَبِيرٌ ⑧ يَوْمَ يَجْمَعُكُمْ لِيَوْمِ الْجَمْعِ

لاٿو ۽ الله توهان جي ڪمن کان باخبر آهي. جنهن ڏينهن توهان کي گڏ ڪندو سڀني جي گڏ ٿيڻ واري ڏينهن

ذَٰلِكَ يَوْمُ التَّغَابُنِ ۗ وَمَن يُؤْمِن بِاللَّهِ وَيَعْمَلْ صَالِحًا يُكَفِّرْ

ف۱۵ اهو ڏينهن آهي نقصانن وارن جي نقصان ظاهر ٿيڻ جو ف۱۶ ۽ جيڪو الله تي ايمان آڻي ۽ چڱا ڪم ڪري الله ان جون

عَنْهُ سَيِّئَاتِهِ وَيُدْخِلْهُ جَنَّاتٍ تَجْرِي مِن تَحْتِهَا الْأَنْهَارُ

برايون ميٽي ڇڏيندو ۽ ان کي باغن ۾ داخل ڪندو، جن جي هيٺان نهرون وهن ٿيون

خَالِدِينَ فِيهَا أَبَدًا ۚ ذَٰلِكَ الْفَوْزُ الْعَظِيمُ ⑨ وَالَّذِينَ كَفَرُوا

جن ۾ اهي هميشه رهندا، اها وڏي ڪاميابي آهي. ۽ جن ڪفر ڪيو ۽ اسان جي آيتن

وَكَذَّبُوا بِآيَاتِنَا أُولَٰئِكَ أَصْحَابُ النَّارِ خَالِدِينَ فِيهَا ۖ وَبِئْسَ

کي ڪوڙو سمجهيو اهي دوزخي آهن، هميشه ان ۾ رهندا ۽ ڪهڙو نہ

الْمَصِيرُ ⑩ مَا أَصَابَ مِن مُّصِيبَةٍ إِلَّا بِإِذْنِ اللَّهِ ۗ وَمَن

برو انجام آهي. ڪابہ مصيبت نہ ٿي پهچي ف۱۷ مگر الله جي حڪم سان ۽ جيڪو الله تي

يُؤْمِن بِاللَّهِ يَهْدِ قَلْبَهُ ۚ وَاللَّهُ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيمٌ ⑪ وَأَطِيعُوا

ايمان آڻي ف۱۸ الله ان جي دل کي راه ڏيکاريندو ف۱۹ ۽ الله سڀ ڪجهه ڄاڻي ٿو ۽ الله جو حڪم

اللَّهَ وَأَطِيعُوا الرَّسُولَ ۚ فَإِن تَوَلَّيْتُمْ فَإِنَّمَا عَلَىٰ رَسُولِنَا الْبَلَاغُ

مڃيو ۽ رسول جو حڪم مڃيو پوءِ جيڪڏهن توهان منهن ڦيريو ف۲۰ تہ توهان کي خبر هجي تہ اسان جي رسول تي صرف صاف

الْمُبِينُ ⑫ اللَّهُ لَا إِلَٰهَ إِلَّا هُوَ ۚ وَعَلَى اللَّهِ فَلْيَتَوَكَّلِ الْمُؤْمِنُونَ ⑬

پهچائڻ آهي ف۲۱ الله آهي جنهن کان سواءِ ڪنهن جي عبادت نہ آهي ۽ الله تي ئي ايمان وارن کي ڀروسو ڪرڻ گهرجي.

يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا إِنَّ مِنْ أَزْوَاجِكُمْ وَأَوْلَادِكُمْ عَدُوًّا لَّكُمْ

اي ايمان وارؤ! توهان جون ڪي زالون ۽ اولاد توهان جا دشمن آهن ف۲۲

ف۱۴ نور مان مراد قرآن شريف آهي ڇو تہ ان جي برڪت سان گمراهي جون اونداهيون ختم ٿين ٿيون ۽ هر شيءِ جي حقيقت واضح ٿئي ٿي. ف۱۵ يعني قيامت جو ڏينهن جنهن ۾ سمورا ابهريان ۽ پويان گڏ ٿيندا. ف۱۶ يعني ڪافرن جي محرومي ظاهر ٿيڻ جو ڏينهن. ف۱۷ موت جي يا بيماري جي يا مال جي نقصان جي يا ڪا بي. ف۱۸ ۽ ڄاڻي تہ جو ڪجهه ٿئي ٿو الله تعالىٰ جي مشيت ۽ ان جي ارادي سان ٿئي ٿو. ف۱۹ ۽ مصيبت جي وقت إِنَّا لِلّٰهِ وَإِنَّا إِلَيْهِ رَاجِعُوْنَ پڙهي ۽ الله تعالىٰ جي عطا تي شڪر ۽ آزمائش تي صبر ڪري. ف۲۰ الله تعالىٰ ۽ ان جي محبوب رسول صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن جي فرمانبرداري کان. ف۲۱ جيئن انهن پنهنجو فرض ادا ڪري ڇڏيو ۽ پوري طرح دين جي تبليغ فرمائي ڇڏيائون. ف۲۲ جو توهان کي نيڪي کان روڪن ٿا.

فَاحۡذَرُوۡهُمۡ ۚ وَ اِنۡ تَعۡفُوۡا وَ تَصۡفَحُوۡا وَ تَغۡفِرُوۡا فَاِنَّ اللّٰهَ غَفُوۡرٌ

پوءِ انهن کان هوشيار رهو ۲۳ ۽ جيڪڏهن معاف ڪيو ۽ درگذر ڪيو ۽ بخشيو ته بيشڪ الله بخشڻهار

رَّحِيۡمٌ ﴿۱۴﴾ اِنَّمَاۤ اَمۡوَالُكُمۡ وَ اَوۡلَادُكُمۡ فِتۡنَةٌ ؕ وَ اللّٰهُ عِنۡدَهٗۤ اَجۡرٌ

مهربان آهي. توهان جو مال ۽ توهان جا ٻار امتحان ئي ته آهن ۲۴ ۽ الله وٽ وڏو ثواب آهي

عَظِيۡمٌ ﴿۱۵﴾ فَاتَّقُوا اللّٰهَ مَا اسۡتَطَعۡتُمۡ وَ اسۡمَعُوۡا وَ اَطِيۡعُوۡا وَ اَنۡفِقُوۡا خَيۡرًا

۲۵ پوءِ الله کان ڊڄو جيتري قدر ٿي سگهي ۲۶ ۽ فرمان ٻڌو ۽ حڪم مڃيو ۲۷ ۽ الله جي واٽ ۾ خرچ ڪريو

لِّاَنۡفُسِكُمۡ ؕ وَ مَنۡ يُّوۡقَ شُحَّ نَفۡسِهٖ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الۡمُفۡلِحُوۡنَ ﴿۱۶﴾

پنهنجي ڀلا ئي جي واسطي ۽ جيڪو پنهنجي جان جي لالچ کان بچايو ويو ۲۸ پوءِ اهي ئي ڇوٽڪاري وارا آهن.

اِنۡ تُقۡرِضُوا اللّٰهَ قَرۡضًا حَسَنًا يُّضٰعِفۡهُ لَكُمۡ وَ يَغۡفِرۡ لَكُمۡ ؕ وَ اللّٰهُ

جيڪڏهن توهان الله کي سهڻو قرض ڏيندؤ ۲۹ اهو توهان جي اسطي ان کي ٻيڻو ڪندو ۽ توهان کي بخشيندو

شَكُوۡرٌ حَلِيۡمٌ ﴿۱۷﴾ عٰلِمُ الۡغَيۡبِ وَ الشَّهَادَةِ الۡعَزِيۡزُ الۡحَكِيۡمُ ﴿۱۸﴾

۽ الله قدر فرمائڻ وارو بردبار آهي. هر ڳجهه ۽ ظاهر جاڻڻ وارو عزت وارو ۽ حڪمت وارو آهي

سُوۡرَةُ الطَّلَاقِ ٦٥ مَدَنِيَّةٌ ٩٩ | بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ | اٰيَاتُهَا ١٢ رُكُوۡعَاتُهَا ٢

سورة طلاق مدني آهي ان ۾ الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ۱ ان ۾ ٻارهن آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن

يٰۤاَيُّهَا النَّبِيُّ اِذَا طَلَّقۡتُمُ النِّسَآءَ فَطَلِّقُوۡهُنَّ لِعِدَّتِهِنَّ وَ اَحۡصُوا

اي نبي ۲ جڏهن توهان ماڻهو عورتن کي طلاق ڏيو ته انهن کي سندن عدت جي وقت طلاق ڏيو ۽ عدت جو

الۡعِدَّةَ ۚ وَ اتَّقُوا اللّٰهَ رَبَّكُمۡ ۚ لَا تُخۡرِجُوۡهُنَّ مِنۡ بُيُوۡتِهِنَّ وَ لَا

حساب رکو ۳ ۽ پنهنجي رب الله کان ڊڄو عدت ۾ انهن کي سندن گهرن مان نه ڪڍو ۽ نه وري اهي پاڻ

يَخۡرُجۡنَ اِلَّاۤ اَنۡ يَّاۡتِيۡنَ بِفَاحِشَةٍ مُّبَيِّنَةٍ ؕ وَ تِلۡكَ حُدُوۡدُ

نڪرن ۴ مگر هي ته ڪا ظاهر بي حيائي جي ڳالهه ڪري وجهن ۵ ۽ اهي الله جون حدون آهن

اللّٰهِ ؕ وَ مَنۡ يَّتَعَدَّ حُدُوۡدَ اللّٰهِ فَقَدۡ ظَلَمَ نَفۡسَهٗ ؕ لَا تَدۡرِىۡ

۽ جيڪو الله جي حدن کان اڳتي وڌيو بيشڪ ان پاڻ تي ظلم ڪيو، تو کي معلوم نه آهي

لَعَلَّ اللّٰهَ يُحۡدِثُ بَعۡدَ ذٰلِكَ اَمۡرًا ﴿۱﴾ فَاِذَا بَلَغۡنَ اَجَلَهُنَّ

شايد الله هن کان پوءِ ڪو نئون حڪم موڪلي ۶ پوءِ جڏهن اهي پنهنجي مدت کي پهچڻ واريون هجن ۷



ف۲۳ ۽ انهن جي چوڻ ۾ اچي نيڪي کان باز نه رهو. شانِ نزول: چند مسلمانن مڪي مڪرمه کان هجرت جو اراده ڪيو ته سندن گهروارن ۽ اولاد انهن کي روڪيو ۽ چيائون ته اسان توهان جي جدائي برداشت ڪري نه سگهنداسين، توهان وينداته اسان پنهنجي هلاڪ ٿي وينداسين انهن ڳالهه انهن تي اثر ڪيو، ڪجهه وقت کان پوءِ انهن هجرت ڪئي ته انهن محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي صحابين کي ڏٺو ته اهي دين ۾ وڏا ماهر ۽ فقيهه ٿي ويا آهن، تنهن تي انهن پنهنجن ٻالن ۽ ٻارن کي سزا ڏيڻ ۽ انهن جي خرچ بند ڪرڻ جو اراده ڪيو، ڇو ته اهي ئي سندن هجرت ۾ رڪاوٽ بڻيل هئا، جنهن جي نتيجي ۾ حضور محبوب اڪرم جن سان گڏ هجرت ڪندڙ صحابي علم ۽ فقه ۾ انهن کان اڳي نڪري ويا، ان تي اها آيت نازل ٿي ۽ انهن کي پنهنجن ٻارن ٻچن کي درگذر ڪرڻ ۽ معاف ڪرڻ جي رغبت ڏني وئي، تان جو ارشاد فرمايو ويو. ف۲۴ جو ڪڏهن ماڻهو انهن جي ڪري گناهه ۾ مبتلا ٿئي ٿو ۽ انهن ۾ مشغول ٿي آخرت جي ڪم ڪار کان غافل ٿئي ٿو. ف۲۵ پوءِ لحاظ رکو ايئن نه ٿئي جو مال ۽ اولاد ۾ مشغول ٿي عظيم ثواب کان محروم رهو. ف۲۶ يعني پنهنجي رسعت ۽ طاقت مطابق طاعت ۽ عبادت ڪريو، اهو تفسير آهي اِتَّقُوا اللّٰهَ حَقَّ تُقَاتِهٖ جي آيت جو. ف۲۷ الله تعالىٰ ۽ ان جي محبوب رسول صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جو. ف۲۸ ۽ ان پنهنجي مال کي اطمينان سان شريعت جي حڪم مطابق خرچ ڪريو. ف۲۹ يعني خوش دلي ۽ نيڪ نيتي سان حلال مال مان صدقو (خيرات) ڪندا، خيرات کي مهرباني وچان قرض سان تعبير ڪيو، ان ۾ صدقي ڏيندڙ کي رغبت آهي ته ڪيس صدقي ڏيڻ جي ڪري ڪو به نقصان ته قطعًا ڪونه ٿيندو، بلڪ ان جو بهترين بدلو ملندو ⁘ ⁘ ⁘ •

ف۱ سُورةُ طلاق مدني آهي ان ۾ ٻه رڪوع ٻارهن آيتون، ٻه سؤ اٺونجاهه ڪلما ۽ هڪ هزار ست حرف آهن. ف۲ پنهنجي امت کي فرماءِ. ف۳ شانِ نزول: اها آيت عبد الله بن عمر رضي الله تعالىٰ عنه جي باري ۾ نازل ٿي انهن پنهنجي زال کي عورتن جي خاص ڏينهن ۾ طلاق ڏني هئي، محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن انهن کي حڪم فرمايو ته طلاق واپس ڪري پوءِ جيڪڏهن نه رهي ته طهر يعني پاڪائي جي زماني ۾ طلاق ڏين هن آيت ۾ مدخول بها (جن سان مڙس جي صحبت ٿي هجي) عورتون مُراد آهن. صغير ڇوڪريون، حمل واريون ۽ پوڙهيون نه هجن. مسئلو: غير مدخول بها تي عدت نه آهي باقي ٽن قسمن جون عورتون جن جو بيان ٿي آيو تن جي عدت ماهواري سان شمار نه ٿيندي. مسئلو: غير مدخول بها کي حيض ۾ طلاق ڏيڻ جائز آهي. آيت ۾ مراد اهي مدخول بها عورتون آهن جن جي عدت حيض سان شمار ڪئي ويندي آهي انهن کي طلاق ڏيڻي هجي ۽ اهڙي طهر ۾ طلاق ڏجي جنهن ۾ انهن سان صحبت نه ڪئي وئي هجي ۽ عدت گذرڻ تائين انهن جي ويجهو نه وڃجي ته اها طلاق احسن آهي. جنهن عورت سان مڙس صحبت نه ڪئي ان کي هڪڙي طلاق ڏيڻ حسن آهي اها طلاق حيض ۾ جو نه هجي. اهڙي طرح صحبت ڪيل عورت جيڪڏهن حيض واري آهي ان کي ٽن پاڪائن ۾ ٽي طلاقون ڏيڻ بغير صحبت جي (وچ ۾) طلاق حسن آهي ۽ جيڪڏهن صحبت ڪيل عورت حيض واري نه آهي ته ان کي ٽن مهينن ۾ جدا جدا ٽي طلاقون ڏيڻ حسن آهي. طلاق بدعي، حيض جي حالت ۾ طلاق ڏيڻ يا اهڙي پاڪائي ۾ طلاق ڏيڻ جنهن ۾ صحبت ڪئي وئي هجي. طلاق بدعي آهي. اهڙي طرح هڪ پاڪائي ۾ ٻه يا ٽي طلاقون هڪ يا ٻن ٻن ۾ ڏيڻ به طلاق بدعي آهي، جيستائين ان طهر ۾ وطي نه ڪئي وئي هجي. مسئلو: طلاق بدعي مڪروه آهي مگر واقع ٿي وڃي ٿي اهڙي طلاق ڏيڻ وارو گنهگار ٿئي ٿو. ف۴ مسئلو: عورت کي عدت مڙس جي گهر پوري ڪرڻ ضروري آهي، مڙس کي جائز نه آهي جو طلاق ڏنل عورت کي عدت جي دوران گهر کان ڪڍي نه انهن عورتن کي پاڻ نڪرڻ جائز آهي. ف۵ جيڪڏهن انهن کان ڪو به حد جهڙو گناهه ٿي پوي جيئن زنا ۽ چوري، ان جي واسطي ڪيس ڪڍيو ويندو. مسئلو: جيڪڏهن زال بد شد بڪي ۽ گهر وارن کي تڪليف ڏي ته ان کي ڪڍڻ جائز آهي، ڇو ته اها نفرت ڪندڙ جي حڪم ۾ آهي. مسئلو: جيڪا عورت طلاق رجعي يا بائن جي عدت ۾ هجي اُن کي گهر مان نڪرڻ بلڪل جائز نه آهي. جيڪا موت جي عدت ۾ هجي ضرورت جي وقت اها ڏينهن ۾ نڪري سگهي ٿي پر رات گذارڻ وري به مڙس جي گهر ضروري آهي. مسئلو: جيڪا عورت طلاق بائن جي عدت ۾ هجي، ان جي مڙس جي وچ ۾ پردو ضروري آهي ۽ بهتر هي آهي ته ڪا ٻي عورت انهن جي وچ ۾ رهندي هجي. مسئلو: جيڪڏهن مڙس فاسق هجي يا جاءِ تمام تنگ هجي ته مڙس کي ان جاءِ کان جدا ٿي وڃڻ بهتر آهي. ف۶ موٽائڻ جو. ف۷ يعني عدت ختم ٿيڻ جي قريب هجي.

فَاَمْسِكُوْهُنَّ بِمَعْرُوْفٍ اَوْ فَارِقُوْهُنَّ بِمَعْرُوْفٍ وَّاَشْهِدُوْا ذَوَيْ
ته انهن کي ڀلائي سان روڪيو يا چڱي طريقي سان جدا ڪريو ف٨ ۽ پاڻ مان ٻن پرهيزگار ماڻهن کي

عَدْلٍ مِّنْكُمْ وَاَقِيْمُوا الشَّهَادَةَ لِلّٰهِ ؕ ذٰلِكُمْ يُوْعَظُ بِهٖ مَنْ كَانَ
شاهد ڪري ڇڏيو ۽ الله جي واسطي شاهدي قائم ڪريو ف٩ ان سان نصيحت فرمائي وڃي ٿي ان کي جيڪو

يُؤْمِنُ بِاللّٰهِ وَ الْيَوْمِ الْاٰخِرِ ؕ۬ وَمَنْ يَّتَّقِ اللّٰهَ يَجْعَلْ لَّهٗ
الله ۽ پوئين ڏينهن تي ايمان رکندو هجي ف١٠ ۽ جيڪو الله کان ڊڄي ف١١ الله ان جي واسطي ڇوٽڪاري جي واٽ

مَخْرَجًا ۙ﴿۲﴾ وَّ يَرْزُقْهُ مِنْ حَيْثُ لَا يَحْتَسِبُ ؕ وَمَنْ يَّتَوَكَّلْ
ڪڍي ڏيندو ف١٢. ۽ ان کي اتان روزي ڏيندو جتان ان جو گمان به نه هجي ۽ جيڪو الله تي ڀروسو رکي

عَلَى اللّٰهِ فَهُوَ حَسْبُهٗ ؕ اِنَّ اللّٰهَ بَالِغُ اَمْرِهٖ ؕ قَدْ جَعَلَ اللّٰهُ
ته اهو ان کي ڪافي آهي ف١٣ بيشڪ الله پنهنجو ڪم پورو ڪرڻ وارو آهي، بيشڪ الله هر شيءِ جو

لِكُلِّ شَيْءٍ قَدْرًا ﴿۳﴾ وَالّٰٓـِٔيْ يَئِسْنَ مِنَ الْمَحِيْضِ مِنْ نِّسَآئِكُمْ اِنِ
هڪ اندازو رکيو آهي ۽ توهان جي عورتن مان جن کي ماهواري جي اميد نه رهي هجي ف١٤ جيڪڏهن توهان کي

ارْتَبْتُمْ فَعِدَّتُهُنَّ ثَلٰثَةُ اَشْهُرٍ ۙ وَّالّٰٓـِٔيْ لَمْ يَحِضْنَ ؕ وَ اُولَاتُ
ڪجهه شڪ هجي ف١٥ ته انهن جي عدت ٽي مهينا آهي ۽ انهن جي عدت به جن کي اڃا ماهواري نه آئي هجي ف١٦

الْاَحْمَالِ اَجَلُهُنَّ اَنْ يَّضَعْنَ حَمْلَهُنَّ ؕ وَمَنْ يَّتَّقِ اللّٰهَ يَجْعَلْ
۽ حمل وارين جي عدت هيءَ آهي ته اهي پنهنجو حمل جڻي وٺن ف١٧ ۽ جيڪو الله کان ڊڄي الله ان جي ڪم ۾ آساني

لَّهٗ مِنْ اَمْرِهٖ يُسْرًا ﴿۴﴾ ذٰلِكَ اَمْرُ اللّٰهِ اَنْزَلَهٗۤ اِلَيْكُمْ ؕ وَمَنْ يَّتَّقِ
فرمائيندو. اهو ف١٨ الله جو حڪم آهي جو هن توهان جي طرف لاٿو ۽ جيڪو الله کان ڊڄي ف١٩

اللّٰهَ يُكَفِّرْ عَنْهُ سَيِّاٰتِهٖ وَ يُعْظِمْ لَهٗۤ اَجْرًا ﴿۵﴾ اَسْكِنُوْهُنَّ مِنْ
الله ان جون برايون ميٽي ڇڏيندو ۽ ان کي وڏو ثواب ڏيندو. زالن کي اتي رهايو

حَيْثُ سَكَنْتُمْ مِّنْ وُّجْدِكُمْ وَ لَا تُضَآرُّوْهُنَّ لِتُضَيِّقُوْا
جتي پاڻ رهو ٿا پنهنجي طاقت آهر ف٢٠ ۽ انهن کي نقصان نه ڏيو جو انهن تي تنگي ڪريو

عَلَيْهِنَّ ؕ وَ اِنْ كُنَّ اُولَاتِ حَمْلٍ فَاَنْفِقُوْا عَلَيْهِنَّ حَتّٰى
ف٢١ ۽ جيڪڏهن ف٢٢ حمل واريون هجن ته انهن کي نان نفقو ڏيو ايستائين جو انهن کي ٻار



ف٨ يعني توهان کي اختيار آهي جيڪڏهن توهان انهن سان گڏ مناسب ۽ سهڻي طريقي رهڻ گهرو ته طلاق واپس وٺو ۽ دل ۾ ٻيو ٻير وطلاق ڏيڻ جو ارادو نه رکو ۽ جيڪڏهن توهان کي انهن سان گڏ چڱي طريقي گذارڻ جي اميد نه هجي ته سندن مهر ۽ ٻيا حق ادا ڪري انهن کان جدا ٿي وڃو ۽ انهن کي نقصان نه پهچايو هن طرح جو عدت جي پڇاڙيءَ ۾ انهن کي واپس وٺي وري طلاق ڏيئي ڇڏيو، اهڙيءَ طرح انهن جي عدت ڊگهي ڪري انهن کي پريشاني ۾ نه وجهو، طلاق واپس وٺو يا جدائي اختيار ڪريو. ٻنهي صورتن ۾ تهمت ٽارڻ ۽ جهيڙي ختم ٿيڻ واسطي شاهد ڪرڻ مستحب آهي. جيئن الله پاڪ ارشاد فرمائي ٿو. ف٩ ان مان مقصد ان جي رضا طلبي هجي ۽ حق کي قائم ڪرڻ ۽ الله پاڪ جي حڪم تي عمل ڪرڻ کان سواءِ پنهنجو ڪو به فاسد غرض نه هجي. ف١٠ مسئلو: ان مان دليل وٺي سگهجي ٿو ته ڪافرن کي شرعي احڪامن بابت خطاب نه آهن. ف١١ ۽ طلاق ڏئي ته سنت مطابق طلاق ڏئي ۽ عدت ۾ ويٺل کي نقصان نه پهچائي ۽ نه ان کي جاءِ مان ڪڍي ۽ الله پاڪ جي حڪم مطابق مسلمانن کي شاهد بنائي. ف١٢ جنهن سان اهو دنيا ۽ آخرت جي غمن مان ڇوٽڪارو حاصل ڪري ۽ هر تنگي ۽ پريشاني کان محفوظ رهي. محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کان روايت آهي ته جيڪو هن آيت کي پڙهندو ته الله تعالىٰ ان جي واسطي دنيا جي پريشانين موت جي تڪليفن ۽ روز قيامت جي سختين کان ڇوٽڪاري جي راهه پيدا ڪندو ۽ هن آيت جي نسبت محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله جن هي به فرمايو ته منهنجي علم ۾ هڪ اهڙي آيت آهي جنهن کي ماڻهو ياد ڪري وٺن ته انهن جي هر ضرورت ۽ مطلب جي واسطي ڪافي آهي. شان نزول: عوف بن مالڪ جي پٽ کي مشرڪن قيد ڪيو ته عوف محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيو عرض ڪيائين ته قبلا هڪ پاسي مان مسڪين ۽ محتاج آهيان ٻي طرف مشرڪن منهنجو پٽ قيد ڪيو آهي. محبوب سرورِ ڪونين صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ته الله تعالىٰ جو خوف رک ۽ صبر کان ڪم وٺ، لاحول ولا قوة الا بالله العلى العظيم گهڻو پڙهندو رهه. عوف گهر اچي پنهنجي ٻيءٌي کي اها ڳالهه ڪئي ۽ ٻنهي پڙهڻ شروع ڪيو ۽ اهي پڙهي ئي رهيا هئا جو سندن پٽ اچي دروازو کڙڪايو. حقيقت اها هئي ته دشمن غافل ٿي ويو هو ۽ عوف جو پٽ موقعو ڏسي قيد مان نڪري آيو ۽ هلندي دشمنن جون چار هزار ٻڪريون ٻڪاهي آيو عوف محبوب سائين جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿي پڇيو ته ڇا! اهي ٻڪريون انهن جي واسطي حلال آهن ۽ اها آيت نازل ٿي. ف١٣ ٻنهي جهانن ۾.

ف١٤ پوڙهي ٿي وڃڻ جي سبب کان جا هي مايوسي جي عمر کي پهچي ويون. اياس جي عمر هڪ قول ۾ پنجونجاهه سال ۽ هڪ قول ۾ سٺ سال جي عمر آهي ۽ صحيح هي آهي ته جنهن به عمر ۾ حيض اچڻ بند ٿي وڃي اها ئي اياس جي عمر آهي. ف١٥ ان ۾ ته ان جو حڪم ڇا آهي. شان نزول: صحابن محبوب رسول اڪرم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي عرض گذاريو ته قبلا حيض وارين عورتن جي عدت ته اسان کي معلوم ٿي وئي پر جيڪي حيض واريون نه هجن، تن جي عدت ڇا آهي؟ ان تي اها آيت ڪريمه نازل ٿي. ف١٦ يعني اهي ننڍيون آهن يا بلوغت جي عمر کي ته پهچي ويون مگر اڃا حيض اچڻ شروع نه ٿيو، تن جي عدت ٽي مهينا آهن. ف١٧ مسئلو حمل وارين عورتن جي عدت وضع حمل ئي آهي عدت طلاق جي هجي يا وفات جي. ف١٨ جيڪي احڪام مذڪور ٿيا. ف١٩ ۽ الله تعالىٰ جي نازل فرمايل احڪامن تي عمل ڪري ۽ پاڻ تي جيڪي حق واجب آهن، انهن کي احتياط سان ادا ڪري. ف٢٠ مسئلو: طلاق ڏنل عورت کي عدت تائين رهڻ جي واسطي پنهنجي حيثيت مطابق جاءِ ڏيڻ مڙس تي واجب آهي ۽ انهيءَ زماني ۾ خرچ ڏيڻ به واجب آهي. ف٢١ جاءِ ۾ انهن کي گهيري ڪري يا ڪنهن نامناسب ماڻهوءَ کي ان سان رهائش ۾ شريڪ ڪري يا ڪا ٻي تڪليف ڏيئي ڪري جا هي نڪرڻ تي مجبور ٿين. ف٢٢ اهي طلاق ڏنل عورتون.

يَضَعْنَ حَمْلَهُنَّ ۚ فَاِنْ اَرْضَعْنَ لَكُمْ فَاٰتُوْهُنَّ اُجُوْرَهُنَّ ۚ وَاْتَمِرُوْا

جي ف٢٣ پوءِ جيڪڏهن اهي توهان جي واسطي ٻار کي کير پيارن ته انهن کي ان جي مزدوري ڏيو ف٢٤ پاڻ ۾

بَيْنَكُمْ بِمَعْرُوْفٍ ۚ وَاِنْ تَعَاسَرْتُمْ فَسَتُرْضِعُ لَهٗۤ اُخْرٰى ؕ ﴿۶﴾

مناسب طريقي سان مشورو ڪريو ف٢٥ پوءِ جيڪڏهن هڪ ٻئي ۾ تڪليف سمجهو ف٢٦ ته قريب آهي جو ان کي کير پيارينديڙ ڪا ٻي ملي ويندي

لِيُنْفِقْ ذُوْ سَعَةٍ مِّنْ سَعَتِهٖ ؕ وَمَنْ قُدِرَ عَلَيْهِ رِزْقُهٗ

جڳائي ته طاقت وارو ف٢٧ پنهنجي طاقت آهر خرچ ڏئي ۽ جنهن جي رزق ۾ تنگي آهي اهو انهيءَ مان خرچو ڏئي جيڪي

فَلْيُنْفِقْ مِمَّاۤ اٰتٰىهُ اللّٰهُ ؕ لَا يُكَلِّفُ اللّٰهُ نَفْسًا اِلَّا مَاۤ اٰتٰىهَا ؕ

الله کيس ڏنو الله ڪنهن ساهه تي تڪليف نه ڏيندو آهي مگر انهيءَ موجب جيترو ان کي ڏنائين ۽

ع ١ / ١٧

سَيَجْعَلُ اللّٰهُ بَعْدَ عُسْرٍ يُّسْرًا ﴿۷﴾ وَكَاَيِّنْ مِّنْ قَرْيَةٍ عَتَتْ

قريب آهي الله ڏکيائي کان پوءِ آساني فرمائيندو. ف٢٨ ۽ ڪيترائي شهر هئا جن پنهنجي رب جي حڪم ۽ ان جي

عَنْ اَمْرِ رَبِّهَا وَرُسُلِهٖ فَحَاسَبْنٰهَا حِسَابًا شَدِيْدًا ۙ وَّعَذَّبْنٰهَا

رسولن کان سرڪشي ڪئي ته اسان انهن کان سخت حساب ورتو ف٢٩ ۽ انهن کي بُري سزا

عَذَابًا نُّكْرًا ﴿۸﴾ فَذَاقَتْ وَبَالَ اَمْرِهَا وَكَانَ عَاقِبَةُ اَمْرِهَا

ڏني ف٣٠ پوءِ انهن پنهنجي ڪرتوتن جو وبال چکيو ۽ انهن جي ڪم جي پڇاڙي خسارو

خُسْرًا ﴿۹﴾ اَعَدَّ اللّٰهُ لَهُمْ عَذَابًا شَدِيْدًا ۙ فَاتَّقُوا اللّٰهَ يٰۤاُولِى

ٿيو. الله انهن جي واسطي سخت عذاب تيار ڪري رکيو آهي، پوءِ الله کان ڊڄو اي عقل وارؤ!

مع ١٤

الْاَلْبَابِ ۛۚ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا ۛ ؕۚ قَدْ اَنْزَلَ اللّٰهُ اِلَيْكُمْ ذِكْرًا ﴿۱۰﴾ رَّسُوْلًا

جن ايمان آندو بيشڪ الله توهان جي واسطي عزت نازل ڪئي. اهو رسول

يَّتْلُوْا عَلَيْكُمْ اٰيٰتِ اللّٰهِ مُبَيِّنٰتٍ لِّيُخْرِجَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا

ف٣١ جيڪو توهان تي الله جون روشن آيتون پڙهي ٿو، جيئن انهن کي جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا اُن

الصّٰلِحٰتِ مِنَ الظُّلُمٰتِ اِلَى النُّوْرِ ؕ وَمَنْ يُّؤْمِنْ بِاللّٰهِ وَيَعْمَلْ

ف٣٢ اونداهين کان ف٣٣ روشنائي جي طرف وٺي وڃي ۽ جيڪو الله تي ايمان آڻي ۽ چڱا ڪم ڪري

صَالِحًا يُّدْخِلْهُ جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَاۤ

اهو ان کي باغن ۾ وٺي ويندو جن جي هيٺان نهرون وهن ٿيون جن ۾ هميشه هميشه رهن



ف٢٣ جو ته انهن جي عدت تڏهن ئي پوري ٿيندي. مسئلو: خرچ جيئن حمل واريءَ کي ڏيڻ واجب آهي ايئن ئي غير حمل واريءَ کي به خواه ان کي طلاق رجعي ڏنل هجي يا بائن. ف٢٤ مسئلو: ٻار کي کير پيارڻ واجب نه آهي بلڪ پيءُ جي ذمي لازم آهي، جو اهو مزدوري تي کير پيارڻ جو انتظام ڪري پر جيڪڏهن ٻار ماءُ کان سواءِ ڪنهن ٻيءَ عورت جو کير نه ٿو پيئي يا پيءُ مسڪين هجي ته ان حالت ۾ ماءُ کي کير پيارڻ واجب ٿي وڃي ٿو. ٻار جي ماءُ جيستائين سندس پيءُ جي نڪاح ۾ آهي يا طلاق رجعي جي عدت ۾ آهي ان حالت ۾ ان کي کير پيارڻ جي مزدوري جائز نه آهي بعد عدت جي جائز آهي. مسئلو: ڪنهن به عورت کي مقرر مزدوري تي کير پيارڻ واسطي مقرر ڪرڻ جائز آهي. مسئلو: ٻيءَ عورت جي بنسبت مزدوري تي کير پيارڻ جي وڌيڪ حقدار ماءُ آهي. مسئلو: کير پيارينديڙ تي کير پيارڻ سان گڏ ٻار کي وهنجارڻ، ان جا ڪپڙا ڌوئڻ، ان کي تيل مهٽڻ ۽ ان جي خوراڪ جو انتظام ڪرڻ لازم آهي، پر انهن سمورين شين جي قيمت ان جي والد تي آهي. مسئلو: جيڪڏهن کير پيارينديڙ بجاءِ پنهنجي، ٻڪريءَ جو کير پياريو يا طعام کارايائين ته اها مزدوري جي حقدار نه آهي. ف٢٥ نه مرد عورت جي حق ۾ ڪوتاهي ڪري نه وري سختي ڪري. ف٢٦ مثال جي طور ماءُ ڏاريءَ عورت جي برابر مزدوري تي راضي نه ٿئي ۽ پيءُ وڌيڪ ڏيڻ نه چاهيندو هجي. ف٢٧ طلاق مليل عورتن ۽ کير پيارينديڙن کي. ف٢٨ يعني گذر بسر جي تنگي کان پوءِ. ف٢٩ ان مان آخرت جو حساب مُراد آهي جڏهن ته ان جو واقع ٿيڻ يقيني آهي، ان جي ڪري ماضي جو صيغو آندو ويو. ف٣٠ دوزخ جو عذاب يا دنيا ۾ ڏڪر قتل وغيره تڪليفن ۾ مبتلا ڪري. ف٣١ يعني اهي محبوب رسول اڪرم محمد مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن آهن. ف٣٢ ڪفر ۽ جهالت جي. ف٣٣ ايمان ۽ علم جي. ف٣٤ جنت جنهن جون نعمتون هميشه باقي رهنديون ۽ ڪڏهن به ختم نه ٿينديون.

اَبَدًا ؕ قَدۡ اَحۡسَنَ اللّٰهُ لَهٗ رِزۡقًا ﴿۱۱﴾ اَللّٰهُ الَّذِیۡ خَلَقَ سَبۡعَ سَمٰوٰتٍ وَّ

بيشڪ الله ان جي واسطي چڱي روزي رکي و۳۴. الله اهو آهي جنهن ست آسمان ناهيا و۳۵ ۽ انهيءَ جي

مِنَ الۡاَرۡضِ مِثۡلَهُنَّ ؕ یَتَنَزَّلُ الۡاَمۡرُ بَیۡنَهُنَّ لِتَعۡلَمُوۡۤا اَنَّ اللّٰهَ عَلٰی

برابر زمينون و۳۶ انهن جي درميان حڪم لهندو آهي و۳۷ جيئن توهان کي ڄاڻ رهي ته الله

کُلِّ شَیۡءٍ قَدِیۡرٌ ۬ۙ وَّ اَنَّ اللّٰهَ قَدۡ اَحَاطَ بِکُلِّ شَیۡءٍ عِلۡمًا ﴿۱۲﴾

سڀ ڪجھ ڪري سگھي ٿو ۽ الله جو علم هر شيءِ کي گھيرو ڪندڙ آهي.

سُوۡرَةُ التَّحۡرِیۡمِ ٦٦ مَدَنِیَّةٌ ١٠٧ | بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ | اٰیَاتُهَا ١٢ رُکُوۡعَاتُهَا ٢

سُورة تحريم مدني آهي هن ۾ الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان شروع و۱ :ٻارهن آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن

یٰۤاَیُّهَا النَّبِیُّ لِمَ تُحَرِّمُ مَاۤ اَحَلَّ اللّٰهُ لَکَ ۚ تَبۡتَغِیۡ مَرۡضَاتَ اَزۡوَاجِکَ ؕ

اي (غيب جون خبرون ٻڌائيندڙ) نبي تون ڇو ٿو حرام ڪرين اها شيءِ جيڪا الله توهان جي واسطي حلال ڪئي و۲ پنهنجي ٻيبين جي مرضي چاهين ٿو

وَ اللّٰهُ غَفُوۡرٌ رَّحِیۡمٌ ﴿۱﴾ قَدۡ فَرَضَ اللّٰهُ لَکُمۡ تَحِلَّةَ اَیۡمَانِکُمۡ ۚ

۽ الله بخشڻهار مهربان آهي. بيشڪ الله توهان جي واسطي توهان جي قسمن جو ڪفارو مقرر فرمائي ڇڏيو و۳

وَ اللّٰهُ مَوۡلٰىکُمۡ ۚ وَ هُوَ الۡعَلِیۡمُ الۡحَکِیۡمُ ﴿۲﴾ وَ اِذۡ اَسَرَّ النَّبِیُّ اِلٰی

۽ الله توهان جو مولىٰ آهي ۽ الله علم ۽ حڪمت وارو آهي. ۽ جڏهن نبي پنهنجي هڪ ٻيبيءَ سان و۴ راز جي ڳالهه

بَعۡضِ اَزۡوَاجِهٖ حَدِیۡثًا ۚ فَلَمَّا نَبَّاَتۡ بِهٖ وَ اَظۡهَرَهُ اللّٰهُ عَلَیۡهِ

ڪئي و۵ پوءِ جڏهن اها و۶ ان راز جو ذڪر ڪري ويٺي ۽ الله نبي تي اها ڳالهه ظاهر ڪري ڇڏي

عَرَّفَ بَعۡضَهٗ وَ اَعۡرَضَ عَنۡۢ بَعۡضٍ ۚ فَلَمَّا نَبَّاَهَا بِهٖ قَالَتۡ

ته نبي ان کي ڪجھ جتايو ۽ ڪجھ کان چشم پوشي فرمائي و۷ پوءِ جڏهن نبي ان کي ان جي خبر ڏني، چوڻ لڳي و۸

مَنۡ اَنۡۢبَاَکَ هٰذَا ؕ قَالَ نَبَّاَنِیَ الۡعَلِیۡمُ الۡخَبِیۡرُ ﴿۳﴾ اِنۡ تَتُوۡبَاۤ اِلَی

حضور کي ڪنهن ٻڌايو؟ فرمايائين مون کي علم واري خبردار ٻڌايو و۹ (نبي جون ٻئي ٻيبيون) جيڪڏهن الله جي طرف

اللّٰهِ فَقَدۡ صَغَتۡ قُلُوۡبُکُمَا ۚ وَ اِنۡ تَظٰهَرَا عَلَیۡهِ فَاِنَّ اللّٰهَ هُوَ

توهان رجوع ڪيو ته پوءِ بيشڪ توهان جون دليون ڪجھ راهه کان هٽي ويون آهن و۱۰ ۽ جيڪڏهن ان تي زور ڀريو و۱۱ ته بيشڪ الله ان جو

مَوۡلٰىهُ وَ جِبۡرِیۡلُ وَ صَالِحُ الۡمُؤۡمِنِیۡنَ ۚ وَ الۡمَلٰٓئِکَةُ بَعۡدَ ذٰلِکَ

مددگار آهي ۽ جبرئيل ۽ نيڪ ايمان وارا ۽ ان کان پوءِ ملائڪ مدد تي آهن

منزل ٧

و۳۵ هڪ ٻئي جي مٿان ٻيو طبقو هر هڪ جي ٿولهه پنج سؤ سال جي وات ۽ هر هڪ جو ٻئي کان فاصلو پنج سؤ سال جي وات آهي. و۳۶ يعني ست زمينون. و۳۷ يعني الله تعالىٰ جو حڪم انهن سمورن ۾ جاري ۽ نافذ آهي يا هيءَ معنىٰ آهي ته جبرئيل امين آسمان مان وحي کڻي زمين جي طرف لهي ٿو.

و۱ سُورة تحريم مدني آهي، هن ۾ ٻه رڪوع، ٻارهن آيتون ۽ ٻه سؤ ستيتاليهه ڪلما ۽ هڪ هزار ست حرف آهن. و۲ شانِ نزول:- محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن ام المؤمنين ٻيبي حفصه رضي الله تعالىٰ عنها جي جاءِ تي رونق افروز ٿيا، اها محبوب پاڪ جي اجازت سان پنهنجي والد حضرت عمر فاروق رضي الله تعالىٰ عنه جي طبيعت پڇڻ جي واسطي تشريف وٺي ويئي. حضور محبوب اڪرم جن ٻيبي ماريه قبطيه کي خدمت جو شرف بخشيو اها ڳالهه ٻيبي حفصه کي ڏکي لڳي. پاڻ محبوبن ڪريمن ان جي دل رکڻ جي واسطي فرمايو ته مان ماريه کي پاڻ تي حرام ڪيو ۽ مان تو کي خوشخبري ڏيان ٿو ته مون کان پوءِ امت جي ڪم ڪار جا مالڪ ابوبڪر ۽ عمر فاروق هوندا. ٻيبي حفصه ان تي خوش ٿي ۽ نهايت خوشيءَ ۾ اها ڳالهه ٻيبي عائشه سائڻ کي وڃي ٻڌايائين، جنهن تي اها آيت نازل ٿي ۽ ارشاد فرمايو ويو ته جيڪا شيءِ يعني ماريه سڳوري الله تعالىٰ توهان تي حلال ڪئي، توهان ان کي پاڻ تي ڇو ٿا حرام ڪريو. ان آيت جي شانِ نزول ۾ هڪ ٻيو قول هي به آهي ته حضور محبوب اڪرم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جڏهن ام المؤمنين ٻيبي زينب بنت جحش وٽ تشريف وٺي ويندا هئا ته اها ماکي پيش ڪندي هئي. ان بهاني سان پاڻ محبوب سونهارا ان وٽ ڪجھ وڌيڪ دير تشريف فرما رهندا هئا. اها ڳالهه ٻيبي عائشه ۽ ٻيبي حفصه رضي الله تعالىٰ عنهما کي رشڪ (ريس) سبب ڏکي لڳي. پاڻ ۾ اها صلاح ٻڌايائون ته جڏهن حضور محبوب اڪرم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن تشريف فرمائين ته عرض ڪيو وڃي ته سندن وات مبارڪ مان مغافير جي بوءِ اچي ٿي ۽ مغافير جي بوءِ پاڻ محبوبن ڪريمن کي نه وڻندي هئي. آخرڪار ائين ڪيو ويو، محبوب پاڪ جن کي انهن جو ارادو معلوم هو. فرمايائون مغافير ته منهنجي ويجهو به نه آيو، البت زينب وٽ مان ماکي کاڌي آهي، ان کي ڪڏهن پاڻ تي حرام ٿو ڪريان، مطلب ته ٻيبي زينب وٽ ماکيءَ جي سبب وڌيڪ ترسڻ جيڪري توهان جي دل شڪني ٿئي ٿي ته اسان ماکي ئي ڇڏي ٿا ڏيون ان تي اها آيت نازل ٿي. و۳ يعني ڪفارو. پوءِ ماريه کي خدمت جو شرف بخشيو يا ماکي استعمال ڪريو يا قسم جي ڪفاري مان مراد هيءَ آهي ته قسم کان پوءِ انشاءالله چيو وڃي جيئن ان جي ڀڃڻ ڪرڻ سان قسم نه ڀڃي. مقاتل کان روايت آهي ته محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن ٻيبي ماريه جي حرام ڪرڻ جي ڪفاري ۾ هڪ ٻانهو آزاد ڪيو ۽ حسن رضي الله تعالىٰ عنه کان روايت آهي ته حضور جن ڪفارو ادا نه ڪيو ڇو ته پاڻ محبوب ڪريم جن معصوم ۽ بخشيل آهن. ڪفاري جو حڪم امت جي تعليم جي واسطي آهي. مسئلو: هن آيت مان ثابت ٿيو ته ڪنهن حلال شيءِ کي پاڻ تي حرام ڪرڻ يمين يعني قسم آهي. و۴ يعني حضرت حفصه. و۵ ماريه کي پاڻ تي حرام ڪرڻ جي ۽ ان سان گڏ اهو فرمايائون ته ان کي ڪنهن تي ظاهر نه ڪجان ۽. و۶ يعني حضرت حفصه حضرت عائشه رضي الله تعالىٰ عنهما کي. و۷ يعني ماريه جي حرام ڪرڻ ۽ شيخين جي خلافت بابت جيڪي به ڳالهيون فرمايون هيون، تن مان هڪ ٻي ڳالهه جو ذڪر فرمايائون. ٻي ڳالهه جو ذڪر نه فرمايائون اها شانِ ڪريمي هئي جو گرفت فرمائڻ ۾ ڪا ڳالهه نظرانداز فرمايائون. و۸ حضرت حفصه رضي الله تعالىٰ عنها. و۹ جنهن کان ڪا به ڳالهه لڪل نه آهي. ان کان پوءِ الله تعالىٰ حضرت ٻيبي عائشه ۽ ٻيبي حفصه رضي الله تعالىٰ عنهما کي ارشاد فرمائي ٿو. و۱۰ اهو توهان تي واجب آهي. و۱۱ جو توهان کي اها ڳالهه پسند آئي جيڪا محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي ڏکي لڳي. و۱۲ ۽ پاڻ ۾ ملي اهو طريقو اختيار ڪيو، جو محبوب نبي پاڪ صاحب لولاڪ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي ڏکيو لڳندو هجي.

ظَهِيْرٌ ۝٤ عَسٰى رَبُّهٗٓ اِنْ طَلَّقَكُنَّ اَنْ يُّبْدِلَهٗٓ اَزْوَاجًا خَيْرًا

ان جو رب قريب آهي جو جيڪڏهن اهو توهان کي طلاق ڏيئي ڇڏي ته توهان کان بهتر بيبيون بدلائي ڏي

مِّنْكُنَّ مُسْلِمٰتٍ مُّؤْمِنٰتٍ قٰنِتٰتٍ تٰٓئِبٰتٍ عٰبِدٰتٍ سٰٓئِحٰتٍ

فرمانبردار ايمان واريون ادب واريون ف١٣ رجوع ڪندڙ عبادت گذار ف١٤ روزيدار

ثَيِّبٰتٍ وَّ اَبْكَارًا ۝٥ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا قُوْٓا اَنْفُسَكُمْ وَاَهْلِيْكُمْ

بيوه ۽ ڪنواريون ف١٥ اي ايمان وارؤ! پنهنجي پاڻ کي ۽ پنهنجي گهروارن کي ان باهه کان بچايو

نَارًا وَّ قُوْدُهَا النَّاسُ وَالْحِجَارَةُ عَلَيْهَا مَلٰٓئِكَةٌ غِلَاظٌ شِدَادٌ

ف١٦ جنهن جو باراڻ ماڻهو ف١٧ ۽ پٿر آهن ف١٨ ان تي سخت طاقت ور ملائڪ مقرر آهن ف١٩

لَّا يَعْصُوْنَ اللّٰهَ مَآ اَمَرَهُمْ وَ يَفْعَلُوْنَ مَا يُؤْمَرُوْنَ ۝٦ يٰٓاَيُّهَا

جيڪي الله جي حڪم جي نافرماني نه ڪندا آهن ۽ جيڪي انهن کي حڪم هجي سو ئي ڪندا آهن ف٢٠ اي

الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لَا تَعْتَذِرُوا الْيَوْمَ ؕ اِنَّمَا تُجْزَوْنَ مَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ۝٧

ڪافرؤ! اڄ بهانا نه ڏاهيو ف٢١ توهان کي اهوئي بدلو ملندو جيڪو توهان ڪندا هئا

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا تُوْبُوْٓا اِلَى اللّٰهِ تَوْبَةً نَّصُوْحًا ؕ عَسٰى رَبُّكُمْ

اي ايمان وارؤ! الله جي طرف اهڙي توبهه ڪريو جو اڳتي جي واسطي نصيحت ٿي وڃي ف٢٢ قريب آهي جو توهان جو رب

اَنْ يُّكَفِّرَ عَنْكُمْ سَيِّاٰتِكُمْ وَيُدْخِلَكُمْ جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا

ف٢٣ توهان جون برايون توهان کان ميٽي ڇڏي ۽ توهان کي باغن ۾ وٺي وڃي جن جي هيٺان نهرون وهن ٿيون

الْاَنْهٰرُ ۙ يَوْمَ لَا يُخْزِى اللّٰهُ النَّبِيَّ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مَعَهٗ ۚ نُوْرُهُمْ

جنهن ڏينهن الله رسوا نه ڪندو نبي ۽ ان جي ايمان وارن سائين کي ف٢٤ انهن جو نور ڊڪندو هوندو

يَسْعٰى بَيْنَ اَيْدِيْهِمْ وَبِاَيْمَانِهِمْ يَقُوْلُوْنَ رَبَّنَآ اَتْمِمْ لَنَا نُوْرَنَا

انهن جي اڳيان ۽ انهن جي ساڄي طرف عرض ڪندا ف٢٥ اي اسان جا رب اسان جي واسطي اسان جو نور پورو ڪري ڏي

وَاغْفِرْ لَنَا ۚ اِنَّكَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ۝٨ يٰٓاَيُّهَا النَّبِيُّ جَاهِدِ

ف٢٦ ۽ اسان جي بخشش فرماءِ بيشڪ تو کي هر شيء تي قدرت آهي. اي (غيب جون خبرون ٻڌائيندڙ) نبي ف٢٧ ڪافرن ۽ منافقن تي

الْكُفَّارَ وَالْمُنٰفِقِيْنَ وَاغْلُظْ عَلَيْهِمْ ؕ وَمَاْوٰىهُمْ جَهَنَّمُ ؕ وَبِئْسَ

ف٢٨ جهاد ڪر ۽ انهن تي سختي فرماءِ ۽ انهن جو ٺڪاڻو جهنم آهي ۽ ڪهڙي نه بري جاءِ آهي

ف١٣ جو الله تعالیٰ ۽ ان جي محبوب رسول صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جون فرمانبردار ۽ سندن رضا جون طلبگار هجن.

ف١٤ يعني گهڻي عبادت واريون.

ف١٥ اهو ٻڌائڻ آهي بيبين سڳورين کي ته جيڪڏهن انهن محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کي ڏکايو ۽ پاڻ ڪريمن انهن کي طلاق ڏيئي ڇڏي ته الله تعالیٰ پنهنجي مهرباني سان حضور محبوب انور صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کي اُن کان به وڌيڪ بهتر بيبيون عطا فرمائيندو. ازواج مطهرات ان خوف ڏيارڻ جو اثر قبول ڪيو ۽ محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي شرف خدمت کي هر نعمت کان وڌيڪ سمجهيائون ۽ حضور محبوب سائين جي دل وٺڻ ۽ رضا طلبي کي مقدم ڄاتائون. تنهن جي ڪري پاڻ محبوب ڪريمن انهن کي طلاق نه ڏني.

ع ١ / ٧ / ١٩

ف١٦ الله تعالیٰ ۽ ان جي رسول جي فرمانبرداري اختيار ڪري عبادت بجا آڻي گناهن کان بچي ڪري، گهروارن کي نيڪي جي هدايت ڪري ۽ برائي کان منع ڪري ۽ انهن کي علم ۽ ادب سيکاري. ف١٧ يعني ڪافر.

ف١٨ يعني بُت وغيره. مُراد هيءَ آهي ته دوزخ جي باهه جي تپش تمام سخت آهي جيئن دنياواري باهه ڪاٺين وغيره سان ٻري ٿي، جهنم جو باراڻ پٿر ۽ ماڻهو وغيره آهن، جن جو ذڪر ڪيو ويو.

ف١٩ جيڪي نهايت طاقتور ۽ ڏاڍا آهن، جن جي طبيعتن ۾ رحم ڪونهي.

ف٢٠ ڪافرن کي دوزخ ۾ داخل ٿيڻ وقت چيو ويندو، جڏهن اهي دوزخ جي عذاب جي سختي ڏسندا.

ف٢١ ڇو ته هاڻي توهان جي واسطي ڪو به عذر باقي ڪونه رهيو آهي نه وري اڄ ڪو عذر قبول پوندو.

ف٢٢ يعني سچي توبهه جنهن جو اثر توبهه ڪندڙ جي عملن ۾ ظاهر ٿئي ۽ سندس زندگي عبادت ۽ طاعت سان مالامال ٿي وڃي ۽ گناهن کان بچي وڃي. حضرت عمر ۽ ٻين صحابين رضی الله تعالیٰ عنهم فرمايو توبهه نصوح جي معنیٰ آهي توبهه ڪرڻ کان پوءِ ماڻهو جو گناهه ڏانهن نه موٽڻ، جيئن ٿڻ مان نڪتل کير وري ٿڻ ۾ واپس نه وڃي.

ف٢٣ توبهه قبول فرمائڻ بعد.

ف٢٤ ان ۾ ڪافرن تي طنز آهي ته اهو ڏينهن ڪافرن جي خواري جو هوندو ۽ محبوب نبي ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن ۽ سندن سائين جي عزت جو. ف٢٥ پُل صراط تي ۽ جڏهن مؤمن ڏسندا جو منافقن جو نور رسامي ويو. ف٢٦ يعني ان کي باقي رک جو جنت ۾ داخل ٿيڻ تائين باقي رهي. ف٢٧ تلوار سان.

ف٢٨ سخت ڳالهائڻ بليغ وعظ ۽ قوي دليل سان. ف٢٩ هن ڳالهه ۾ ته انهن کي سندن ڪفر ۽ مؤمن سان دشمني جي ڪري عذاب ڏنو ويندو، انهي ڪفر ۽ عذاب جي ڪري مؤمن ۽ مقربن سان سندن رت جو تعلق ۽ مائٽي ڪو به فائدو نه ڏيندي.

الْمَصِيْرُ ﴿٩﴾ ضَرَبَ اللّٰهُ مَثَلًا لِّلَّذِيْنَ كَفَرُوا امْرَاَتَ نُوْحٍ

الله ڪافرن جو مثال بيان فرمائي ٿو (29) نوح جي زال ۽ لوط جي زال اهي

وَّامْرَاَتَ لُوْطٍ ؕ كَانَتَا تَحْتَ عَبْدَيْنِ مِنْ عِبَادِنَا صَالِحَيْنِ

ٻئي اسان جي ٻن لائق قرب وارن ٻانهن جي نڪاح ۾ هيون پوءِ انهن عورتن

فَخَانَتٰهُمَا فَلَمْ يُغْنِيَا عَنْهُمَا مِنَ اللّٰهِ شَيْئًا وَّقِيْلَ ادْخُلَا النَّارَ

انهن ٻنهي سان دغا ڪئي (30) پوءِ اهي الله جي اڳيان انهن جي ڪنهن ڪم نه آيا ۽ فرمايو ويو (31) توهان ٻئي عورتون

مَعَ الدّٰخِلِيْنَ ﴿١٠﴾ وَضَرَبَ اللّٰهُ مَثَلًا لِّلَّذِيْنَ اٰمَنُوا امْرَاَتَ

جهنم ۾ وڃو ويندڙن سان گڏ (32) ۽ الله مسلمانن جو مثال بيان فرمائي ٿو (33) فرعون جي بيبي

فِرْعَوْنَ ۘ اِذْ قَالَتْ رَبِّ ابْنِ لِيْ عِنْدَكَ بَيْتًا فِي الْجَنَّةِ وَنَجِّنِيْ

(34) جڏهن ان عرض ڪيو اي منهنجا رب منهنجي واسطي پاڻ وٽ جنت ۾ جاءِ جوڙ (35) ۽ مون کي فرعون

مِنْ فِرْعَوْنَ وَعَمَلِهٖ وَنَجِّنِيْ مِنَ الْقَوْمِ الظّٰلِمِيْنَ ﴿١١﴾ وَمَرْيَمَ

۽ ان جي ڪم کان ڇوٽڪارو ڏي (36) ۽ مون کي ظالم ماڻهن کان ڇوٽڪارو بخش (37) ۽ عمران جي ڌيءُ مريم

ابْنَتَ عِمْرٰنَ الَّتِيْٓ اَحْصَنَتْ فَرْجَهَا فَنَفَخْنَا فِيْهِ مِنْ رُّوْحِنَا

جنهن پنهنجي پاڪائي جي حفاظت ڪئي پوءِ اسان ان ۾ پنهنجي طرف جو روح ڦوڪيو

وَصَدَّقَتْ بِكَلِمٰتِ رَبِّهَا وَكُتُبِهٖ وَكَانَتْ مِنَ الْقٰنِتِيْنَ ﴿١٢﴾

۽ ان پنهنجي رب جي ڳالهين (38) ۽ ان جي ڪتابن (39) جي تصديق ڪئي ۽ فرمانبردارن مان ٿي.

وقف لازم — ع ٥ — ٢٠

سُوْرَةُ الْمُلْكِ ٦٧ — مَكِّيَّةٌ ٧٧ — اٰيَاتُهَا ٣٠ — رُكُوْعَاتُهَا ٢

سُورة مُلڪ مڪي آهي، ان ۾ ٽيهه آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) (1)

تَبٰرَكَ الَّذِيْ بِيَدِهِ الْمُلْكُ ۫ وَهُوَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرُ ۙ ﴿١﴾

وڏي برڪت وارو آهي اهو جنهن جي قبضي ۾ سمورو مُلڪ آهي (2) ۽ اهو هر شيءِ تي قادر آهي.

الجزء ٢٩

الَّذِيْ خَلَقَ الْمَوْتَ وَالْحَيٰوةَ لِيَبْلُوَكُمْ اَيُّكُمْ اَحْسَنُ عَمَلًا ؕ

اهو جنهن موت ۽ حياتي پيدا ڪئي جيئن توهان جو امتحان ٿئي (3) ته توهان مان ڪنهن جا ڪم وڌيڪ چڱا آهن (4)



(30) دين ۾ جو ڪفر اختيار ڪيو. حضرت نوح جي زال واهله، اها پنهنجي قوم کي چوندي هئي ته نوح عليه السلام چريو آهي ۽ حضرت لوط عليه السلام جي زال واعله پنهنجو نفاق لڪائيندي هئي ۽ جڏهن ڪي مهمان حضرت لوط عليه السلام وٽ ايندا هئا ته اها عورت ٻاهر ٻاري پنهنجي قوم کي مهمانن جي اچڻ بابت خبردار ڪندي هئي. (31) انهن کي موت جي وقت يا قيامت جي ڏينهن ۽ ماضي جو صيغو هن ڪري آندو ويو ته انهن جو واقعو ٿيڻ يقيني ۽ پڪو آهي. (32) يعني پنهنجي قوم جي ڪافرن سان گڏ ته ڇو ته انهن نبين ۽ توهان جي درميان توهان جي ڪفر جي ڪري ڪو به تعلق باقي نه رهيو. (33) جو انهن کي ٻين جي نافرماني نقصان نه ٿي پهچائي. (34) جن جو نالو آسيه بنت مزاحم آهي، جڏهن حضرت موسىٰ عليه السلام جادوگرن کي شڪست ڏني ته انهيءَ آسيه مٿن ايمان آندو ۽ جنهن جي فرعون کي خبر پيئي ته انهيءَ ان تي سخت عذاب پرتيو، سندس هٿ پيرچئن ڪلن سان ٻڌي سيني تي ڳوري چڪي رکي اُس ۾ سزائون ڏنيند وهو، جڏهن فرعون اتان هٽند وهو ته ملائڪ بيبي صاحبه تي ڇانو ڪندا هئا. (35) الله تعالىٰ ان تي بهشت واري سندس جاءِ ظاهر فرمائي ۽ بهشت جي خوشيءَ سببان فرعون جون سختيون ان تي آسان ٿي پيون. (36) فرعون جي ڪم مان مُراد يا ته ان جو شرڪ، ڪفر ۽ ظلم آهي يا ان جي ويجهڙائي. (37) يعني فرعون جي دين وارن کان چنانچه ان جي اها دعا قبول ٿي ۽ الله تعالىٰ ان جي روح کي قبض فرمايو ۽ ابن ڪيسان جو چوڻ آهي ته اها زنده کڻي ڪري جنت ۾ داخل ڪئي وئي. (38) الله تعالىٰ جي ڪلمن (ڳالهين) مان مُراد شرعي احڪام آهن جيڪي الله تعالىٰ پنهنجي ٻانهن جي واسطي مقرر فرمايا. (39) ڪتابن مان مُراد اهي ڪتاب آهن جيڪي انبياء عليهم السلام تي نازل ٿيا هئا.

(1) سُورة ملڪ مڪيه آهي، هن ۾ ٻه رڪوع ٽيهه آيتون، ٽي سو ٽيهه ڪلما ۽ هزار ٽي سو ٽيرهن حرف آهن. حديث شريف ۾ آهي ته سورة ملڪ شفاعت ڪري ٿي (ترمذي ۽ ابوداؤد). هڪ ٻي حديث ۾ آهي ته محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي صحابه ڪرام هڪ جڳهه تي تنبو هنيو، اتي هڪ قبر هئي مگر انهن کي خيال نه هو. قبر واري سورة ملڪ پڙهند ي رهيو ايستائين جو پوري ڪيائين. پوءِ خيمي واري صحابيءَ سرڪار محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿي ڪري عرض ڪيو، مان هڪ قبر تي تنبو هنيو، مون کي خبر نه هئي ته ڪا اتي قبر آهي ۽ هئي اتي قبر ۽ قبر وارو سورة ملڪ پڙهندو رهيو ايستائين جو پوري ڪيائين. محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ته هيءَ سورة روڪيندڙ آهي ڇوٽڪاري واري آهي، قبر جي عذاب کان ڇوٽڪارو ڏيارئي ٿي (الترمذي وقال غريب). (2) جيڪو چاهي ڪري. جنهن کي چاهي، عزت ڏي، جنهن کي چاهي ذلت ڏي. (3) دنيا جي زندگيءَ ۾. (4) يعني ڪير زياده تابعدار ۽ مخلص آهي.

وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْغَفُوْرُ ۝٢ الَّذِيْ خَلَقَ سَبْعَ سَمٰوٰتٍ طِبَاقًا ۭ

۽ اهو ئي عزت وارو بخشش وارو آهي جنهن ست آسمان بنايا هڪ ٻئي مٿان پيو

مَا تَرٰى فِيْ خَلْقِ الرَّحْمٰنِ مِنْ تَفٰوُتٍ ۭ فَارْجِعِ الْبَصَرَ ۙ هَلْ

تون رحمٰن جي پيدا ڪرڻ (جي عمل) ۾ ڪا فرق ڏسين تو وٺ پوءِ نظر ڪئي ڏس وٺ تو ڪي ڪو

تَرٰى مِنْ فُطُوْرٍ ۝٣ ثُمَّ ارْجِعِ الْبَصَرَ كَرَّتَيْنِ يَنْقَلِبْ اِلَيْكَ

ڦاٽ نظر اچي ٿو. پوءِ ٻيهر نگاهه ڪئي ڏس وٺ تنهنجي نظر ناڪام موٽندي

الْبَصَرُ خَاسِئًا وَّهُوَ حَسِيْرٌ ۝٤ وَلَقَدْ زَيَّنَّا السَّمَاۗءَ الدُّنْيَا بِمَصَابِيْحَ

ٿڪل ۽ حسرت ڪائيندي. وٺ ۽ بيشڪ اسان هيٺين آسمان کي وٺ ڏيئن سان سينگاريو وٺ

وَجَعَلْنٰهَا رُجُوْمًا لِّلشَّيٰطِيْنِ وَاَعْتَدْنَا لَهُمْ عَذَابَ السَّعِيْرِ ۝٥

۽ انهن کي شيطانن جي سزا بنايو وٺ ۽ انهن جي واسطي ٻرندڙ باهه جو عذاب تيار فرمايو وٺ

وَلِلَّذِيْنَ كَفَرُوْا بِرَبِّهِمْ عَذَابُ جَهَنَّمَ ۭ وَبِئْسَ الْمَصِيْرُ ۝٦

۽ جن پنهنجي رب سان ڪفر ڪيو وٺ انهن جي واسطي جهنم جو عذاب آهي ۽ ڪهڙو نه برو انجام آهي

اِذَآ اُلْقُوْا فِيْهَا سَمِعُوْا لَهَا شَهِيْقًا وَّهِيَ تَفُوْرُ ۝٧ تَكَادُ تَمَيَّزُ

جڏهن ان ۾ سٽيا ويندا ان جي شور ڪُل ڪي ٻڌندا جو جوش هڻندو آهي معلوم ٿي ٿو ته سخت ڪاوڙ ۾ ڦاٽي پوندو

مِنَ الْغَيْظِ ۭ كُلَّمَآ اُلْقِيَ فِيْهَا فَوْجٌ سَاَلَهُمْ خَزَنَتُهَآ اَلَمْ يَاْتِكُمْ

جڏهن ڪو ٽولو ان ۾ وڌو ويندو ان جا داروغا وٺ انهن کان پڇندا ڇا ترهان وٽ ڪو ڊيڄاريندڙ ڪو نه آيو

نَذِيْرٌ ۝٨ قَالُوْا بَلٰى قَدْ جَاۗءَنَا نَذِيْرٌ ۙ فَكَذَّبْنَا وَقُلْنَا مَا نَزَّلَ

هو وٺ چوندا ڇو نه بيشڪ اسان وٽ ڊيڄاريندڙ تشريف وٺي آيا وٺ پوءِ اسان ڪوڙو سمجهيو ۽ چيو الله

اللّٰهُ مِنْ شَيْءٍ ښ اِنْ اَنْتُمْ اِلَّا فِيْ ضَلٰلٍ كَبِيْرٍ ۝٩ وَقَالُوْا لَوْ كُنَّا

ڪجهه نه لاٿو ترهان ته نه آهيو مگر ڪليل گمراهي ۾ ۽ چوندا جيڪڏهن اسان ٻڌون ها

نَسْمَعُ اَوْ نَعْقِلُ مَا كُنَّا فِيْٓ اَصْحٰبِ السَّعِيْرِ ۝١٠ فَاعْتَرَفُوْا بِذَنْۢبِهِمْ ۚ

يا سمجهون ها ته وٺ دوزخ وارن مان نه هجون ها. ها ٿي انهن پنهنجي گناهه جو اقرار ڪيو وٺ ١٩

فَسُحْقًا لِّاَصْحٰبِ السَّعِيْرِ ۝١١ اِنَّ الَّذِيْنَ يَخْشَوْنَ رَبَّهُمْ بِالْغَيْبِ

پوءِ ڦٽڪار هجي دوزخين تي. بيشڪ جيڪي اڻ ڏٺي پنهنجي رب کان ڊڄن ٿا وٺ ٢٠

وٺ ٥ يعني آسمان جي پيدائش مان قدرت الاهي ظاهر آهي ته ان ڪيئن مستحڪم، مضبوط، سڌا، برابر تناسب وارا بنايا.

وٺ ٦ آسمان جي طرف ٻيهر پيري.

وٺ ٧ ۽ هر هر ڏس.

وٺ ٨ ته هر هر جي ڳولا سان ٻه ڪو خلل نه لڀي سگهندي.

وٺ ٩ جيڪو نه مين جي طرف سڀ کان ويڙيڪ ويجهو آهي.

وٺ ١٠ يعني ستارن مان.

وٺ ١١ جڏهن شيطان آسمان جي طرف سندن گفتگو ٻڌڻ ۽ ڳالهين چورائڻ جي لاءِ پهچن ته ستارن مان شعلا ۽ چڻگون نڪرن، جن سان انهن کي ماريو ٿو وڃي.

وٺ ١٢ يعني شيطانن جي لاءِ.

وٺ ١٣ آخرت ۾.

وٺ ١٤ تو ڙي اهي انسانن مان هجن يا جنن مان.

وٺ ١٥ مالڪ ۽ ان جا مددگار ملامت جي طريقي سان.

وٺ ١٦ يعني الله تعالىٰ جو نبي، جيڪو ترهان کي عذاب الاهي جو خوف ڏياري ها.

وٺ ١٧ ۽ انهن الله تعالىٰ جا احڪام پهچايا ۽ خدا پاڪ جي غضب ۽ آخرت جي عذاب کان ڊيڄاريائون.

وٺ ١٨ رسولن جي هدايت ۽ ان کي مڃيرن ها. مسئلو. هن مان معلوم ٿيو ته تڪليف جو دارو مدار سماعي ۽ عقلي دليلن تي آهن انهن ٻئي دليلن جي ڪري حجت لازم ايندو

وٺ ١٩ ته رسولن جي تڪذيب ڪندا هئا ۽ ان وقت جو اقرار ڪجهه به نفعي وارو نه آهي.

وٺ ٢٠ ۽ ان تي ايمان آڻن ٿا.

لَهُمْ مَّغْفِرَةٌ وَّاَجْرٌ كَبِيْرٌ ﴿١٢﴾ وَاَسِرُّوْا قَوْلَكُمْ اَوِاجْهَرُوْا بِهٖ ؕ اِنَّهٗ

انهن جي واسطي بخشش ۽ وڏو ثواب آهي ف٢١ ۽ توهان پنهنجي ڳالهه آهستي ڪريو يا وڏي آواز سان اهو

عَلِيْمٌۢ بِذَاتِ الصُّدُوْرِ ﴿١٣﴾ اَلَا يَعْلَمُ مَنْ خَلَقَ ؕ وَهُوَ اللَّطِيْفُ

ته دلين جي ڄاڻ رکي ٿو ف٢٢ ڇا اهو نه ٿو ڄاڻي جنهن پيدا ڪيو ف٢٣ ۽ اهوئي آهي هر باريڪي ڄاڻ ۽ وارو

الْخَبِيْرُ ﴿١٤﴾ هُوَ الَّذِيْ جَعَلَ لَكُمُ الْاَرْضَ ذَلُوْلًا فَامْشُوْا فِيْ مَنَاكِبِهَا

خبردار. اهوئي آهي جنهن توهان جي واسطي زمين مسخر فرمائي پوءِ ان جي رستن ۾ هلو

وَكُلُوْا مِنْ رِّزْقِهٖ ؕ وَاِلَيْهِ النُّشُوْرُ ﴿١٥﴾ ءَاَمِنْتُمْ مَّنْ فِي السَّمَآءِ اَنْ

۽ الله جي روزي مان کائو ف٢٤ ۽ ان جي طرف اٿڻو آهي ف٢٥ ڇا توهان ان کان بي خوف ٿي ويا جنهن جي بادشاهي آسمان ۾ آهي

يَّخْسِفَ بِكُمُ الْاَرْضَ فَاِذَا هِيَ تَمُوْرُ ﴿١٦﴾ اَمْ اَمِنْتُمْ مَّنْ فِي السَّمَآءِ

جو توهان کي زمين ۾ پيهي ڇڏي ف٢٦ ته اها ڏڪندي رهي ف٢٧ يا توهان بي خوف ٿي ويا ان کان جنهن جي بادشاهي آسمان ۾ آهي

اَنْ يُّرْسِلَ عَلَيْكُمْ حَاصِبًا ؕ فَسَتَعْلَمُوْنَ كَيْفَ نَذِيْرِ ﴿١٧﴾ وَلَقَدْ

جو توهان تي پٿرو ساءِ ف٢٨ پوءِ عنقريب ڄاڻي وٺندؤ ف٢٩ ڪيئن هو منهنجو ڊيڄارڻ ۽ بيشڪ انهن

كَذَّبَ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ فَكَيْفَ كَانَ نَكِيْرِ ﴿١٨﴾ اَوَلَمْ يَرَوْا اِلَى الطَّيْرِ

کان اڳين تڪذيب ڪئي ف٣٠ پوءِ ڪيئن ٿيو منهنجو انڪار ف٣١ ۽ ڇا انهن پنهنجي مٿان پکي نه ڏٺا

فَوْقَهُمْ صٰٓفّٰتٍ وَّيَقْبِضْنَ ؕۘ مَا يُمْسِكُهُنَّ اِلَّا الرَّحْمٰنُ ؕ اِنَّهٗ بِكُلِّ

پر پکيڙيندڙ ف٣٢ ۽ سُڪيڙيندڙ انهن کي ڪو به نه ٿو روڪي ف٣٣ سواءِ رحمان جي ف٣٤ بيشڪ اهو سڀ ڪجهه

شَيْءٍۭ بَصِيْرٌ ﴿١٩﴾ اَمَّنْ هٰذَا الَّذِيْ هُوَ جُنْدٌ لَّكُمْ يَنْصُرُكُمْ مِّنْ دُوْنِ

ڏسي ٿو يا اهو توهان جو ڪهڙو لشڪر آهي جو رحمان جي مقابلي ۾ توهان جي مدد ڪري ف٣٥

الرَّحْمٰنِ ؕ اِنِ الْكٰفِرُوْنَ اِلَّا فِيْ غُرُوْرٍ ﴿٢٠﴾ ۚ اَمَّنْ هٰذَا الَّذِيْ يَرْزُقُكُمْ

ڪافر نه آهن ڏوکي ۾ مگر ف٣٦ يا ڪير اهڙو آهي جيڪو توهان کي روزي ڏي جيڪڏهن اهو پنهنجي روزي

اِنْ اَمْسَكَ رِزْقَهٗ ۚ بَلْ لَّجُّوْا فِيْ عُتُوٍّ وَّنُفُوْرٍ ﴿٢١﴾ اَفَمَنْ يَّمْشِيْ مُكِبًّا

روڪي ڇڏي ف٣٧ بلڪ اهي سرڪش ۽ نفرت ۾ ڍيٺ ٿي ويل آهن. پوءِ ڇا ف٣٨ جيڪو پنهنجي منهن ڀر

عَلٰى وَجْهِهٖٓ اَهْدٰٓى اَمَّنْ يَّمْشِيْ سَوِيًّا عَلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ﴿٢٢﴾

اونڌو هلي ف٣٩ وڌيڪ هدايت تي آهي يا جيڪو نيڪ هلي ف٤٠ سڌي وات تي ف٤١.

ع ١٤ ١

وقف لازم، اختلاف، وقف غفران، وقف منزل



ف٢١ انهن جي نيڪين جي جزا. ف٢٢ ان تي ڪجهه به لڪل نه آهي. شان نزول:- مشرڪ پاڻ ۾ چوندا هئا ته آهستي ڳالهه ڪريو محمد مصطفیٰ صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن) جو خدا ٻڌي نه وٺي. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي ۽ انهن کي ٻڌايو ويو ته ان کان ڪا به شيءِ لڪي نٿي سگهي، اها ڪوشش اجائي آهي. ف٢٣ پنهنجي مخلوق جي احوال کي. ف٢٤ جيڪا ان توهان جي لاءِ پيدا فرمائي. ف٢٥ قبرن مان جزا جي لاءِ. ف٢٦ جيئن قارون کي دٻايائين. ف٢٧ ته جيئن توهان ان جي تري ۾ پهچي وڃو. ف٢٨ جيئن لوط عليه السلام تي موڪليا هيائين. ف٢٩ يعني عذاب ڏسي ڪري. ف٣٠ يعني اڳين امتن. ف٣١ جڏهن مان انهن کي هلاڪ ڪيو. ف٣٢ هوا ۾ اڏرندي وقت. ف٣٣ پرن پکيڙڻ ۽ ويڙهڻ جي حالت ۾ ڪرڻ کان. ف٣٤ يعني هن جي باوجود، پکي وزني، موٽا ۽ جسم وارا آهن ته ۽ ڳري شيءِ طبعًا هيٺ نهين جي طرف مائل ٿئي ٿي، اها فضا ۾ نه ٿي رڪجي سگهي. الله تعالیٰ جي قدرت آهي، جو اهي بيهي رهن ٿا، ايئن ئي آسمان کي جيئن ته اهو چاهي، رُڪيل آهن ۽ اهو نه روڪي ته ڪري پون. ف٣٥ جيڪڏهن توهان کي عذاب ڪرڻ گهري. ف٣٦ يعني ڪافر شيطان جي هن فريب ۾ آهن ته انهن تي عذاب نازل نه ٿيندو. ف٣٧ يعني ان کان سواءِ ڪو روزي ڏيڻ وارو نه آهي. ف٣٨ جو حق جي ويجهو نه ٿا ٿين. هن کان پوءِ الله تعالیٰ ڪافر ۽ مؤمن لاءِ مثال بيان فرمايو. ف٣٩ نه اڳتي ڏسي، نه پوٺتي، نه ساڄي، نه کاٻي. ف٤٠ رستي کي ڏسندو. ف٤١ جيڪا منزل مقصود تائين پهچائڻ واري آهي. هن مثال جو مقصد هي آهي ته ڪافر گمراهي جي ميدان ۾ اهڙي طرح حيران ۽ پريشان ويجي ٿو، جو نه ان کي منزل معلوم، نه رستو سڃاڻي ۽ مؤمن اکيون کولي راهِ حق ڏسندو سڃاڻيندو هلي ٿو.

قُلْ هُوَ الَّذِيْٓ اَنْشَاَكُمْ وَجَعَلَ لَكُمُ السَّمْعَ وَالْاَبْصَارَ وَالْاَفْـِٕدَةَ ؕ

تون فرماءِ ف٤٢ اهو ئي آهي جنهن توهان کي پيدا ڪيو ۽ توهان جي واسطي ڪَن ۽ اکيون ۽ دل ٺاهيائين ف٤٣

قَلِيْلًا مَّا تَشْكُرُوْنَ ﴿٢٣﴾ قُلْ هُوَ الَّذِيْ ذَرَاَكُمْ فِي الْاَرْضِ وَاِلَيْهِ

ڪيترو نه ٿورو شڪر ڪريو ٿا ف٤٤ تون فرماءِ اهو ئي آهي جنهن توهان کي زمين ۾ پکيڙيو ۽

تُحْشَرُوْنَ ﴿٢٤﴾ وَيَقُوْلُوْنَ مَتٰى هٰذَا الْوَعْدُ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿٢٥﴾

انهيءَ جي طرف اٿاريا ويندؤ ف٤٥ ۽ چون ٿا ف٤٦ اهو واعدو ف٤٧ ڪڏهن ايندو جيڪڏهن توهان سچا آهيو

قُلْ اِنَّمَا الْعِلْمُ عِنْدَ اللّٰهِ ۠ وَاِنَّمَآ اَنَا نَذِيْرٌ مُّبِيْنٌ ﴿٢٦﴾ فَلَمَّا رَاَوْهُ

تون فرماءِ اهو علم ته الله وٽ ئي آهي مان ته فقط صاف ڊيڄاريندڙ آهيان ف٤٨ پوءِ جڏهن ان کي ف٤٩

زُلْفَةً سِيْٓـــَٔتْ وُجُوْهُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَقِيْلَ هٰذَا الَّذِيْ كُنْتُمْ

ويجهو ڏسندا ته ڪافرن جا منهن بگڙي ويندا ف٥٠ ۽ انهن کي فرمايو ويندو ف٥١ هيءَ آهي جيڪو توهان

بِهٖ تَدَّعُوْنَ ﴿٢٧﴾ قُلْ اَرَءَيْتُمْ اِنْ اَهْلَكَنِيَ اللّٰهُ وَمَنْ مَّعِيَ اَوْ

گهُرندا هئا. ف٥٢ تون فرماءِ ف٥٣ ڀلا ڏسو جيڪڏهن الله مون کي ۽ منهنجي ساٿ وارن کي ف٥٤ هلاڪ ڪري ڇڏي يا

رَحِمَنَا ۙ فَمَنْ يُّجِيْرُ الْكٰفِرِيْنَ مِنْ عَذَابٍ اَلِيْمٍ ﴿٢٨﴾ قُلْ هُوَ

اسان تي رحم فرمائي ف٥٥ پوءِ اهو ڪير آهي جيڪو ڪافرن کي دردناڪ عذاب کان بچائي وٺندو ف٥٦ تون فرماءِ اهو ئي رحمٰن

الرَّحْمٰنُ اٰمَنَّا بِهٖ وَعَلَيْهِ تَوَكَّلْنَا ۚ فَسَتَعْلَمُوْنَ مَنْ هُوَ فِيْ

آهي ف٥٧ اسان ان تي ايمان آندو ۽ انهيءَ تي ڀروسو ڪيو پوءِ عنقريب توهان کي خبر پوندي ف٥٨ ته ڪير آهي کُليل گمراهي

ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ ﴿٢٩﴾ قُلْ اَرَءَيْتُمْ اِنْ اَصْبَحَ مَآؤُكُمْ غَوْرًا فَمَنْ

۾. تون فرماءِ ڀلا ڏسو ته صبح جو توهان جو پاڻي زمين ۾ صفا هيٺ لهي وڃي ف٥٩ ته پوءِ اهو ڪير آهي

يَّاْتِيْكُمْ بِمَآءٍ مَّعِيْنٍ ﴿٣٠﴾ ع

جيڪو توهان کي پاڻي آڻي ڏيندو نگاهه جي سامهون وهندڙ ف٦٠.

ع ٢ ١٦ ٢

سُوْرَةُ الْقَلَمِ ٦٨ مَكِّيَّةٌ ٢ | بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ | اٰيَاتُهَا ٥٢ رُكُوْعَاتُهَا ٢

سورة قلم مڪي آهي هن ۾ ٻاونجاهه: الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١ : آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن

نٓ وَالْقَلَمِ وَمَا يَسْطُرُوْنَ ﴿١﴾ مَآ اَنْتَ بِنِعْمَةِ رَبِّكَ بِمَجْنُوْنٍ ﴿٢﴾

قلم ف٢ ۽ ان جي لکيل جو قسم ف٣ تون پنهنجي رب جي فضل سان مجنون نه آهين ف٤

ف٤٢ اي محبوب مصطفیٰ صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم! مشرڪن کي ته جنهن خدا جي طرف مان توهان کي دعوت ڏيان ٿو اهو. ف٤٣ جيڪي علم جا اوزار آهن، پر توهان انهن قوتن مان فائدو نه ورتو جيڪو وٺڻ گهربو هو جيڪو ڏٺو ان مان عبرت حاصل نه ڪيئي جيڪو سمجهيو ان ۾ غور نه ڪيو. ف٤٤ جو الله تعالیٰ جي عطا فرمايل قوتن ۽ سمجهه جي اوزارن سان اهي ڪم نه ٿا وٺن جن جي لاءِ اهي عطا ٿيا، اهو ئي سبب آهي جو شرڪ ۽ ڪفر ۾ مبتلا ٿين ٿا. ف٤٥ قيامت جي ڏينهن حساب ۽ جزا جي لاءِ. ف٤٦ مسلمانن کي مسخري ۽ ٺٺولي جي طور تي. ف٤٧ عذاب يا قيامت جو. ف٤٨ يعني عذاب ۽ قيامت جي اچڻ جو توهان کي خوف ڏياريان ٿو ۽ ايتري جو ئي مامور آهيان، انهيءَ سان منهنجو فرض ادا ٿي وڃي ٿو، وقت جو ٻڌائڻ منهنجي ذمي نه آهي. ف٤٩ يعني واعدي واري عذاب کي. ف٥٠ منهن ڪارا ٿي ويندا، وحشت ۽ غم کان صورتون خراب ٿي وينديون. ف٥١ جهنم جا ملائڪ چوندا. ف٥٢ ۽ نبين سڳورن کي چوندا هئيو ته اهو عذاب ڪٿي آهي؟ جلدي آڻيو، هاڻي ڏسي وٺو، هي آهي اهو عذاب، جنهن جي توهان کي طلب هئي. ف٥٣ اي محبوب مصطفیٰ صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم! مڪي جي ڪافرن کي، جيڪي توهان جي موت جي آرزو ۽ اميد رکن ٿا. ف٥٤ يعني منهنجي صحابه ڪرام کي. ف٥٥ ۽ اسان جون عمريون ڊگهيون ڪري. ف٥٦ توهان کي ته پنهنجي ڪفر جي سبب ضرور عذاب ۾ مبتلا ٿيڻو آهي، اسان جو موت توهان کي ڪهڙو فائدو ڏيندو. ف٥٧ جنهن جي طرف اسان توهان کي دعوت ڏيون ٿا. ف٥٨ يعني عذاب جي وقت. ف٥٩ ۽ ايتري اونهائي ۾ پهچي وڃي جو ڏول وغيره سان هٿ نه اچي سگهي. ف٦٠ جو ان تائين هرهڪ جو هٿ پهچي سگهي. اهو صرف الله تعالیٰ جي ئي قدرت ۾ آهي. پوءِ جيڪو ڪنهن شيءِ تي قدرت نه رکي، ان کي عبادت ۾ اُن قادر برحق جو شريڪ ڪريون ٿا. ❊ ❊ ❊ ف١ هن سورة جو نالو نون ۽ قلم آهي. هيءَ سورة مڪي آهي، هن ۾ ٻه رڪوع، ٻاونجاهه آيتون، ٽي سو ڪلمان ۽ هڪ هزار ٻه سؤ ڇاونجاهه حرف آهن. ف٢ الله تعالیٰ قلم جو قسم ذڪر فرمايو. هن قلم مان مراد يا ته لکڻ وارن جا قلم آهن، جن سان ديني ۽ دنيوي مصلحتن ۽ فائدا وابسته آهن ۽ يا قلم اعلیٰ مُراد آهي، جيڪو نوري قلم آهي ۽ ان جي ڊيگهه زمين ۽ آسمان جي مفاصلي جي برابر آهي. ان الله تعالیٰ جي حڪم سان لوح محفوظ تي قيامت تائين ٿيڻ وارا سمورا اُمور لکي ڇڏيا. ف٣ يعني بني آدم جي اعمال جي نگهبان ملائڪن جي لکيل جو قسم. ف٤ ان جو لطف ۽ ڪرم توهان سان شامل حال آهي. ان توهان تي انعام ۽ احسان ڪيا، نبوت ۽ حڪمت عطا ڪئي، پوري فصاحت، ڪامل عقل، پاڪ ۽ پسنديده اخلاق عطا ڪيا مخلوق جي لاءِ جيتري قدر ڪمالات امڪان ۾ آهن، سڀ ڪماليت جي طور عطا فرمايا، هر عيب کان ذات عالي صفات کي پاڪ رکيائين. هن ۾ ڪافرن جي ان مقولي جو رد آهي، جيڪو انهن چيو هو يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْ نُزِّلَ عَلَيْهِ الذِّكْرُ اِنَّكَ لَمَجْنُوْنٌ.

وَ اِنَّ لَكَ لَاَجْرًا غَيْرَ مَمْنُوْنٍ ۝٣ وَ اِنَّكَ لَعَلٰى خُلُقٍ عَظِيْمٍ ۝٤

۽ ضرور تنهنجي لاءِ بي انداز ثواب آهي ف٥ ۽ بيشڪ تون نهايت عظيم اخلاق جو مالڪ آهين ف٦ پوءِ اجهو

فَسَتُبْصِرُ وَ يُبْصِرُوْنَ ۝٥ بِاَيِّكُمُ الْمَفْتُوْنُ ۝٦ اِنَّ رَبَّكَ هُوَ اَعْلَمُ

ڪا گهڙي گذري جو تون ڏسندين ۽ اهي به ڏسي وٺندا ف٧ ته توهان مان مجنون ڪير هو. بيشڪ تنهنجو رب خوب ڄاڻي ٿو انهيءَ کي

بِمَنْ ضَلَّ عَنْ سَبِيْلِهٖ ۪ وَ هُوَ اَعْلَمُ بِالْمُهْتَدِيْنَ ۝٧ فَلَا تُطِعِ

جيڪو سندس راهه کان ٿڪيو ۽ اهو خوب ڄاڻي ٿو جيڪو راهه تي آهي. پوءِ تون تڪذيب ڪندڙن جي ڳالهه نه ٻُڌ

الْمُكَذِّبِيْنَ ۝٨ وَدُّوْا لَوْ تُدْهِنُ فَيُدْهِنُوْنَ ۝٩ وَ لَا تُطِعْ كُلَّ

انهن جي تمنا آهي ته ڪنهن طرح نرمي ڪرين ف٨ پوءِ اهي به نرم ٿي وڃن. ۽ اهڙي ڪنهن به ماڻهوءَ جي ڳالهه نه ٻُڌ

حَلَّافٍ مَّهِيْنٍ ۝١٠ هَمَّازٍ مَّشَّآءٍۢ بِنَمِيْمٍ ۝١١ مَّنَّاعٍ لِّلْخَيْرِ مُعْتَدٍ

جيڪو ڏاڍو قسمي ف٩ ذليل. گهڻو طعنا هڻندڙ ۽ ڏاڍو چغلخور. ف١٠ خير کان گهڻو روڪڻ وارو ف١١ حد کان لنگهندڙ گنهگار

اَثِيْمٍ ۝١٢ عُتُلٍّۭ بَعْدَ ذٰلِكَ زَنِيْمٍ ۝١٣ اَنْ كَانَ ذَا مَالٍ وَّ بَنِيْنَ ۝١٤

ف١٢ بدخو ف١٣ ان کان وڌيڪ هي ته سندس اصل ۾ رولو ف١٤ هي به ته ڪجهه مال ۽ اولاد وارو آهي.

اِذَا تُتْلٰى عَلَيْهِ اٰيٰتُنَا قَالَ اَسَاطِيْرُ الْاَوَّلِيْنَ ۝١٥ سَنَسِمُهٗ عَلَى

جڏهن اسان جون آيتون مٿس پڙهيون وڃن ف١٥ چوي ٿو هي ته اڳين جون ڪهاڻيون آهن ف١٦ قريب آهي جو اسان سندس سوئر جهڙي

الْخُرْطُوْمِ ۝١٦ اِنَّا بَلَوْنٰهُمْ كَمَا بَلَوْنَاۤ اَصْحٰبَ الْجَنَّةِ ۚ اِذْ اَقْسَمُوْا

سونڍ کي داغي ڇڏيون ف١٧ بيشڪ اسان انکي پرکيو ف١٨ جيئن اسان انهن باغ وارن کان امتحان ورتو هو ف١٩ جڏهن انهن قسم کنيا

لَيَصْرِمُنَّهَا مُصْبِحِيْنَ ۝١٧ وَ لَا يَسْتَثْنُوْنَ ۝١٨ فَطَافَ عَلَيْهَا طَآئِفٌ

ته ضرور صبح ٿيندي ئي فصل لُٽي رکندا ف٢٠ ۽ انشاءالله نه چيائون ف٢١ پوءِ ان تي ف٢٢ تنهنجي رب جي طرف کان هڪ ڦيري ڪرڻ وارو

مِّنْ رَّبِّكَ وَ هُمْ نَآئِمُوْنَ ۝١٩ فَاَصْبَحَتْ كَالصَّرِيْمِ ۝٢٠ فَتَنَادَوْا

ڦيرو ڪري ويو ف٢٣ ۽ اهي ستا پيا هئا پوءِ صبح ٿي پيو ف٢٤ جيئن ميوو ڪري پيل هجي ف٢٥ پوءِ صبح ٿيندي ئي انهن هڪ ٻي کي

مُصْبِحِيْنَ ۝٢١ اَنِ اغْدُوْا عَلٰى حَرْثِكُمْ اِنْ كُنْتُمْ صٰرِمِيْنَ ۝٢٢

سڏيو. ته سويري پنهنجي ٻنيءَ تي هلو جيڪڏهن توهان کي فصل لُٽڻو آهي.

فَانْطَلَقُوْا وَ هُمْ يَتَخَافَتُوْنَ ۝٢٣ اَنْ لَّا يَدْخُلَنَّهَا الْيَوْمَ عَلَيْكُمْ

پوءِ هليا ۽ پاڻ ۾ هوريان چوندا ٿي ويا. ته اڄ هرگز ڪو به مسڪين توهان جي باغ ۾ اچڻ نه گهرجي

منزل ٧

ف٥ رسالت جي تبليغ، نبوت جي اظهار، خلق کي الله تعالیٰ جي طرف دعوت ڏيڻ ۽ ڪافرن جي انهن بيهوده ڳالهين، بهتانن ۽ طعنن تي صبر ڪرڻ جو. ف٦ حضرت ام المؤمنين عائشه صديقه رضی الله تعالیٰ عنها کان معلوم ڪيو ويو ته پاڻ فرمايائين ته محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم جن جو خُلق قرآن پاڪ آهي. حديث شريف ۾ آهي ته محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم جن فرمايو ته الله تعالیٰ مون کي سٺن اخلاق ۽ سهڻن افعال جي تڪميل جي لاءِ مبعوث فرمايو. ف٧ يعني مڪي وارا به، جڏهن انهن تي عذاب نازل ٿيندو. ف٨ دين جي معاملي ۾ انهن جي نگهباني ڪري. ف٩ جو ڪوڙن ۽ باطل ڳالهين تي قسمن کڻڻ ۾ دلير آهي، مراد ان مان يا وليد بن مغيره آهي يا اسود بن يغوث يا اخنس بن شريق. اڳتي ان جي صفتن جو بيان ٿئي ٿو. ف١٠ ته جيئن ماڻهن جي وچ ۾ فساد وجهي. ف١١ بخيل نه پاڻ خرچ ڪري، نه ٻين کي نيڪ ڪمن ۾ خرچ ڪرڻ ڏي. حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما هن جي معنیٰ ۾ هي فرمايو آهي ته ڀلائيءَ کان روڪڻ مان مقصد اسلام کان روڪڻ آهي، ڇو ته وليد بن مغيره پنهنجن پُٽن ۽ رشتيدارن کي چوندو هو ته جيڪڏهن توهان مان ڪو به اسلام ۾ داخل ٿيو ته مان اُن کي پنهنجي مال مان ڪجهه نه ڏيندس. ف١٢ فاجر بدڪار. ف١٣ بد مزاج بد زبان. ف١٤ يعني بد گوهر، پوءِ ان کان بُرن فعلن جي ظاهر ٿيڻ ۾ ڪهڙي حيرت مروي آهي ته جڏهن هي آيت نازل ٿي ته وليد بن مغيره پنهنجي ماءُ کي وڃي ڪري چيو ته محمد (صلی الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم) منهنجي حق ۾ ڏهه ڳالهيون فرمايون آهن، نون کي ته مان ڄاڻان ٿو ته مون ۾ موجود آهن، پر ڏهين ڳالهه اصل ۾ خطا هجڻ جي، ان جو حال مون کي معلوم نه آهي، يا ته مون کي سچ سچ ٻڌاءِ، ورنه ته مان تنهنجو ڪنڌ ڪپيندس. اُن تي ان جي ماءُ چيو ته تنهنجو پيءُ نامرد هو مون کي خوف ٿيو ته اهو مري ويندو ته سندس مال ٻيا کڻي ويندا، پوءِ مان هڪ ٻڪرار کي سڏايو، تون ان مان آهين. فائدو- وليد، محبوب نبي ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم جن جي شان اقدس ۾ هڪڙو ڪوڙو ڪلمو چيو هو 'مجنون'، ان جي جواب ۾ الله تعالیٰ ان جا ڏهه حقيقي عيب ظاهر فرمائي ڇڏيا، هن مان محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم جن جي فضيلت ۽ محبوبيت جو شان معلوم ٿئي ٿو. ف١٥ يعني قرآن مجيد. ف١٦ ۽ هن مان مُراد ان جي هيءَ ٿئي ٿي ته ڪوڙ آهي

۽ ان جو اهو چوڻ ان جو نتيجو آهي ته اسان ان کي مال ۽ اولاد ڏني. ف١٧ يعني ان جو چهرو بگاڙينداسون ۽ ان جي بدباطني جي نشاني ان جي چهري تي ظاهر ڪري ڇڏينداسون ته جيئن ان جي لاءِ عار جو سبب ٿئي. آخرت ۾ ته اهو سڀ ڪجهه ٿيندو مگر دنيا ۾ به خبر پوري ٿي ڪري رهي ۽ ان جو نڪ داغيل ٿي ويو. جون ته بدر ۾ ان جو نڪ ڪٽجي ويو (ڪذا قال خازن ومدارڪ. وجلالين واعترض عليه بان وليدا ڪان من المستهزئين الذين ماتوا قبل بدر) ف١٨ يعني مڪي وارن کي محبوب نبي ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم جن جي دعا سان، جيڪا پاڻ فرمائي هيائون ته اي رب! انهن کي اهڙو ته ڏڪر ۾ مبتلا فرماءِ، جيئن حضرت يوسف عليه السلام جي زماني ۾ ٿيو هو. اهڙيءَ طرح مڪي وارا ڏڪر جي اهڙي مصيبت ۾ مبتلا ڪيا ويا، جو اهي بک جي سختيءَ ۾ مُئل جانور ۽ هڏا کائي رهيا ۽ اهڙيءَ طرح آزمائش ۾ وڌا ويا. ف١٩ ان باغ جو نالو ضروان هو. هي باغ صنعاءِ يمن کان ٻن فرسنگن جي مفاصلي تي رستي تي هو، ان جو مالڪ هڪ صالح مرد هو، جيڪو باغ جا ميوا ڪثرت سان فقيرن کي ڏيندو هو، جڏهن باغ ۾ ويندو هو ته فقيرن کي گهرائيندو هو، سمورا ڪريل ميوا فقير کڻي ويندا هئا ۽ باغ ۾ بسترا وڇايا ويندا هئا جڏهن ميوا ڇڻيا ويندا هئا، پوءِ جيترا ميوا بسترن تي ڪرندا هئا، اهي به فقيرن کي ڏنا ويندا هئا ۽ جيڪو خالص پنهنجو حصو هوندو هيس، تنهن مان به ڏهون حصو فقيرن کي ڏيندو هو. اهڙيءَ طرح پوک لُڻڻ وقت به ان فقيرن جا حق تمام گهڻا مقرر ڪيا هئا. ان کان پوءِ ان جا ٽي پُٽ وارث ٿيا، انهن پاڻ ۾ مشورو ڪيو ته مال ٿورو آهي ۽ ڪٽنب گهڻو، جيڪڏهن پيءُ وانگر اسان به خيرات جاري رکي ته تنگدست ٿي وينداسون. پاڻ ۾ ملي قسم کنيائون ته صبح سوير ماڻهن جي اٿڻ کان اڳ باغ ۾ هلي ڪري ميوا پٽينداسون. اهڙيءَ طرح ارشاد ٿئي ٿو. ف٢٠ ته جيئن مسڪينن کي خبر نه پوي ف٢١ اهي ماڻهو قسم کڻي سمهي پيا. ف٢٢ يعني باغ تي. ف٢٣ يعني هڪ مصيبت آئي، حڪم الاهي سان باهه نازل ٿي ۽ باغ کي تباهه ڪري ويئي. ف٢٤ اهو باغ. ف٢٥ انهن ماڻهن کي ڪجهه خبر نه هئي صبح سويرا اٿيا.

مِّسْكِيْنٌ ﴿٢٤﴾ وَّغَدَوْا عَلٰى حَرْدٍ قٰدِرِيْنَ ﴿٢٥﴾ فَلَمَّا رَاَوْهَا قَالُوْٓا

۽ صبح جو سويري هليا پنهنجي ان ارادي تي قدرت سمجهندي. پوءِ جڏهن ان کي ڏٺائون ف٢٦ ف٢٧ چوڻ لڳا بيشڪ اسان

اِنَّا لَضَآلُّوْنَ ﴿٢٦﴾ بَلْ نَحْنُ مَحْرُوْمُوْنَ ﴿٢٧﴾ قَالَ اَوْسَطُهُمْ اَلَمْ اَقُلْ

رستو ڀلجي ويا آهيون ف٢٨ بلڪ اسان بي نصيب ٿيا سين ف٢٩ انهن ۾ جيڪو چڱو مڙس هو تنهن چيو ڇا توهان کي نه چوندو هوس

لَّكُمْ لَوْلَا تُسَبِّحُوْنَ ﴿٢٨﴾ قَالُوْا سُبْحٰنَ رَبِّنَآ اِنَّا كُنَّا ظٰلِمِيْنَ ﴿٢٩﴾

ته توهان پاڪائي بيان ڇو نه ٿا ڪريو. ف٣٠ چوڻ لڳا پاڪائي آهي اسان جي رب جي بيشڪ اسان ظالم هئاسين.

فَاَقْبَلَ بَعْضُهُمْ عَلٰى بَعْضٍ يَّتَلَاوَمُوْنَ ﴿٣٠﴾ قَالُوْا يٰوَيْلَنَآ اِنَّا

هاڻ هڪ ٻئي جي طرف ملامت ڪندي متوجه ٿيا. ف٣١ چوڻ لڳا هاءِ اسان جي تباهي بيشڪ اسان

كُنَّا طٰغِيْنَ ﴿٣١﴾ عَسٰى رَبُّنَآ اَنْ يُّبْدِلَنَا خَيْرًا مِّنْهَآ اِنَّآ اِلٰى رَبِّنَا

سرڪش هئاسين ف٣٢ اميد آهي ته اسان کي اسان جو رب هن کان ڀلو بدلو ڏئي اسان پنهنجي رب جي طرف رغبت

رٰغِبُوْنَ ﴿٣٢﴾ كَذٰلِكَ الْعَذَابُ ۭ وَلَعَذَابُ الْاٰخِرَةِ اَكْبَرُ ۘ لَوْ كَانُوْا

رکون ٿا. ف٣٣ عذاب ائين ٿيندو آهي ف٣٤ ۽ بيشڪ آخرت جي سزا سڀ کان وڏي آهي ڪهڙو نه چڱو هو جيڪڏهن اهي

يَعْلَمُوْنَ ﴿٣٣﴾ اِنَّ لِلْمُتَّقِيْنَ عِنْدَ رَبِّهِمْ جَنّٰتِ النَّعِيْمِ ﴿٣٤﴾

ڄاڻن ها. ف٣٥ بيشڪ پرهيزگارن جي واسطي سندن رب وٽ ف٣٦ آرام جا باغ آهن ف٣٧

اَفَنَجْعَلُ الْمُسْلِمِيْنَ كَالْمُجْرِمِيْنَ ﴿٣٥﴾ مَا لَكُمْ ۫ كَيْفَ تَحْكُمُوْنَ ﴿٣٦﴾

ڇا اسان مسلمانن کي مجرمن جهڙو ڪري ڇڏيون ف٣٨ توهان کي ڇا ٿيو ڪهڙو فيصلو ڪريو ٿا ف٣٩

اَمْ لَكُمْ كِتٰبٌ فِيْهِ تَدْرُسُوْنَ ﴿٣٧﴾ اِنَّ لَكُمْ فِيْهِ لَمَا تَخَيَّرُوْنَ ﴿٣٨﴾

ڇا توهان وٽ ڪو ڪتاب آهي جنهن ۾ پڙهندا آهيو. جو توهان جي واسطي آهي ان ۾ جيڪي توهان پسند ڪريو ٿا. يا

اَمْ لَكُمْ اَيْمَانٌ عَلَيْنَا بَالِغَةٌ اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ ۙ اِنَّ لَكُمْ لَمَا

توهان جا اسان تي ڪي قسم آهن قيامت تائين پهچندڙ! ف٤٠ جو توهان کي ملندو جو ڪجهه دعوىٰ ڪريو ٿا

تَحْكُمُوْنَ ﴿٣٩﴾ سَلْهُمْ اَيُّهُمْ بِذٰلِكَ زَعِيْمٌ ﴿٤٠﴾ اَمْ لَهُمْ شُرَكَآءُ ۚ

ف٤١ تون انهن ف٤٢ کان پڇا ڪر انهن مان ڪهڙو ان جو ضامن آهي. ف٤٣ يا انهن وٽ ڪي شريڪ آهن ف٤٤

فَلْيَاْتُوْا بِشُرَكَآئِهِمْ اِنْ كَانُوْا صٰدِقِيْنَ ﴿٤١﴾ يَوْمَ يُكْشَفُ عَنْ

پوءِ جڳائي ته پنهنجا شريڪ وٺي اچن جيڪڏهن سچا آهن ف٤٥ جنهن ڏينهن هڪ ساق کولي ويندي (جنهن جي معنىٰ

وقف لازم — ع ٣٣ — مع ١٥

ف٢٦ ته ڪنهن مسڪين کي نه اچڻ ڏيندا اسون ۽ سمورا ميوا پنهنجي قبضي ۾ وٺندا اسون. ف٢٧ يعني باغ کي ته ان ۾ ميوي جو نالو ۽ نشان نه آهي. ف٢٨ يعني ڪنهن ٻئي جي باغ پهچي ويا سون، اسان جو باغ ته گهڻو ميويدار آهي، پوءِ جڏهن غور ڪيائون ۽ ان جي در ۽ ڀت کي ڏٺائون ۽ سڃاتائون ته پنهنجو ئي باغ آهي ته چيائون. ف٢٩ هن جي منافع مان مسڪين کي نه ڏيڻ جي نيت ڪري. ف٣٠ ۽ ان بري ارادي کان توبه ڇو نه ٿا ڪريو ۽ الله تعالىٰ جي نعمت جو شڪر ڇو نه ٿا ادا ڪريو. ف٣١ ۽ آخر ڪار انهن سڀني اعتراف ڪيو ته اسان کان خطائي ۽ اسان حد کان لنگهي ويا سون. ف٣٢ جو اسان الله تعالىٰ جي نعمت جو شڪر نه ڪيو ۽ ابن ڏاڏن جي نيڪ طريقي کي ڇڏيو. ف٣٣ ان جي بخشش ۽ ڪرم جي اميد رکون ٿا. انهن ماڻهن صدق ۽ اخلاص سان توبه ڪئي ته الله تعالىٰ انهن کي ان جي عيوض ان کان ڀلو باغ عطا فرمايو، جنهن جو نالو باغ حيوان هو ۽ ان ۾ گهڻي پيدوار ۽ لطافت، آب رهوا جي هيءَ حالت هئي جو ان جي انگورن جو هڪ گوشو هڪ گڏهه تي لڏيو ويندو هو. ف٣٤ اي مڪي جا ڪافرؤ! هوش ۾ اچو، هيءَ ته دنيا جي سزا آهي. ف٣٥ آخرت جي عذاب کي ۽ ان کان بچڻ جي لاءِ الله تعالىٰ ۽ رسول جي فرمانبرداري ڪن ها. ف٣٦ يعني آخرت ۾. ف٣٧ شان نزول: مشرڪن مسلمانن کي چيو هو ته جيڪڏهن مرڻ کان پوءِ اسان اٿاريا به وياسون ته اتي به اسان توهان کان چڱا رهندا اسون ۽ اسان جو ئي درجو بلند هوندو، جيئن ته دنيا ۾ اسان کي آرام آهي، ان تي هيءَ آيت نازل ٿي، جيڪا اڳتي اچي ٿي. ف٣٨ ۽ انهن فرمانبردارن کي انهن ضدي باغين تي فضيلت نه ڏيندا اسون، اسان جي نسبت اهڙو گمان فاسد. ف٣٩ جهالت کان. ف٤٠ جيڪي منقطع نه ٿين ان مضمون جا. ف٤١ پنهنجي لاءِ الله تعالىٰ وٽ خير ۽ ڪرامت جي. هاڻ الله تعالىٰ پنهنجي حبيب صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن کي خطاب فرمائي ٿو. ف٤٢ يعني ڪافرن کان. ف٤٣ جو آخرت ۾ انهن کي مسلمانن کان بهتر يا انهن جي برابر ملندو. ف٤٤ جيڪي ان دعوىٰ ۾ انهن جي موافقت ڪن ۽ ذميدار بڻجن. ف٤٥ حقيقت ۾ اهي باطل تي آهن، نه انهن وٽ ڪو ڪتاب، جنهن ۾ اهو مذڪور هجي، اهي چون ٿا ته نه الله تعالىٰ جو ڪو واعدو، نه ڪو انهن جو ضامن ۽ نه موافق.

سَاقٍ وَّ يُدْعَوْنَ اِلَى السُّجُوْدِ فَلَا يَسْتَطِيْعُوْنَ ﴿٤٢﴾ خَاشِعَةً

الله کي معلوم) ف٤٦ ۽ سجدي جي واسطي سڏيا ويندا ف٤٧ پوءِ نڪري سگهندا ف٤٨ پنهنجي نظر جهڪي رکندي

اَبْصَارُهُمْ تَرْهَقُهُمْ ذِلَّةٌ ؕ وَ قَدْ كَانُوْا يُدْعَوْنَ اِلَى السُّجُوْدِ

ف٤٩ انهن تي ذلت چڙهيل هوندي ۽ بيشڪ دنيا ۾ سجدي جي واسطي سڏيا ويندا هئا ف٥٠ جڏهن

وَ هُمْ سٰلِمُوْنَ ﴿٤٣﴾ فَذَرْنِيْ وَ مَنْ يُّكَذِّبُ بِهٰذَا الْحَدِيْثِ ؕ

چڱا ڀلا هئا. ف٥١ پوءِ جيڪو هن ڳالهه ف٥٢ کي ڪوڙي ٿو چوي انهيءَ کي مون تي ڇڏي ڏي ف٥٣ قريب آهي

سَنَسْتَدْرِجُهُمْ مِّنْ حَيْثُ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿٤٤﴾ وَ اُمْلِيْ لَهُمْ ؕ اِنَّ

جو اسان انهن کي آهستي آهستي وٺي وينداسي ف٥٤ جتان انهن کي خبر به ڪانه پوندي. ۽ مان انهن کي ڍر ڏيندس بيشڪ منهنجي

كَيْدِيْ مَتِيْنٌ ﴿٤٥﴾ اَمْ تَسْـَٔلُهُمْ اَجْرًا فَهُمْ مِّنْ مَّغْرَمٍ مُّثْقَلُوْنَ ﴿٤٦﴾

مخفي تدبير (رٿ) پڪي آهي ف٥٥ يا تون انهن کان اجرت گهرين ٿو ف٥٦ جو اهي چٽيءَ جي بوجهه ۾ دٻجي ويل آهن ف٥٧

اَمْ عِنْدَهُمُ الْغَيْبُ فَهُمْ يَكْتُبُوْنَ ﴿٤٧﴾ فَاصْبِرْ لِحُكْمِ رَبِّكَ وَ لَا

يا انهن وٽ غيب آهي ف٥٨ جو اهي لکي رهيا آهن ف٥٩ پوءِ تون پنهنجي رب جي حڪم جو انتظار ڪر ف٦٠ ۽

تَكُنْ كَصَاحِبِ الْحُوْتِ ۘ اِذْ نَادٰى وَ هُوَ مَكْظُوْمٌ ﴿٤٨﴾ؕ لَوْ لَاۤ اَنْ

ان مڇي واري وانگر نه ٿيءُ ف٦١ جڏهن انهيءَ هن حال ۾ پڪاريو جو سندس دل ڳڻتيءَ ۾ رهي هئي ف٦٢ جيڪڏهن سندس رب

تَدٰرَكَهٗ نِعْمَةٌ مِّنْ رَّبِّهٖ لَنُبِذَ بِالْعَرَآءِ وَ هُوَ مَذْمُوْمٌ ﴿٤٩﴾

جي مهرباني کيس پهچي نه وڃي ها ف٦٣ ته ضرور کليل ميدان ۾ اڇلايو وڃي ها الزام ڏنل ف٦٤

فَاجْتَبٰهُ رَبُّهٗ فَجَعَلَهٗ مِنَ الصّٰلِحِيْنَ ﴿٥٠﴾ وَ اِنْ يَّكَادُ الَّذِيْنَ

پوءِ ان کي سندس رب چونڊي ورتو ۽ پنهنجي خاص قرب جي لائق ماڻهن مان ڪري ورتائين ۽ بيشڪ ڪافر ته ائين لڳن ٿا جڻ

كَفَرُوْا لَيُزْلِقُوْنَكَ بِاَبْصَارِهِمْ لَمَّا سَمِعُوا الذِّكْرَ وَ يَقُوْلُوْنَ

پنهنجي بدنظر لڳائي توکي ڪيرائي وجهندا جڏهن قرآن ٻڌن ٿا ف٦٥ ۽ چون ٿا ف٦٦ ته

اِنَّهٗ لَمَجْنُوْنٌ ﴿٥١﴾ۘ وَ مَا هُوَ اِلَّا ذِكْرٌ لِّلْعٰلَمِيْنَ ﴿٥٢﴾

هي ضرور عقل کان پري آهي. ۽ اهو ف٦٧ ته نه آهي مگر نصيحت سمورن جهانن وارن جي واسطي. ف٦٨

سُوْرَةُ الْحَاقَّةِ ٦٩ مَكِّيَّةٌ ٧٨ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ — اٰيَاتُهَا ٥٢ رُكُوْعَاتُهَا ٢

سورة حاقه مڪي آهي ف١ الله نهايت مهربان ٻاجهاريءَ جي نالي سان شروع : ٻاونجاهه آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن



ف٤٦ جمهور وٽ ڪشف ساق جو مطلب آهي ڪنهن به معاملي ۾ سختي جيڪا قيامت جي ڏينهن حساب ۽ جزا جي لاءِ پيش ايندي. حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته قيامت ۾ اهو وڏو سخت وقت آهي. سلف جو اهو ئي طريقو آهي جو اهي ان جي معنيٰ ۾ ڪلام نه ٿا ڪن ۽ ائين فرمائين ٿا ته اسان ان تي ايمان آڻيون ٿا ۽ ان مان جيڪا مراد آهي، اها الله تعالیٰ جي طرف حوالي ڪريون ٿا. ف٤٧ يعني ڪافر ۽ منافق امتحان ۽ ملامت جي طريقي سان. ف٤٨ انهن جون پٺيون ٽامي جي تختي وانگر سخت ٿي وينديون ف٤٩ جو انهن تي ذلت ۽ پشيماني ڇانيل هوندي. ف٥٠ ۽ آذانن ۽ تڪبيرن ۾ حَيَّ عَلَى الصَّلٰوةِ، حَيَّ عَلَى الْفَلَاحِ سان انهن کي نماز ۽ سجدي جي دعوت ڏني ويندي هئي. ف٥١ ان جي باوجود سجدو نه ڪندا هئا، انهيءَ جو نتيجو آهي جو هتي سجدي کان محروم رهيا. ف٥٢ يعني قرآن مجيد کي. ف٥٣ مان ان کي سزا ڏيندس. ف٥٤ پنهنجي عذاب جي طرف هن طرح ته معصيتن ۽ نافرمانين جي باوجود انهن کي صحت ۽ رزق سڀ ڪجهه ملندو رهندو ۽ دميدم عذاب ويجهو ٿيندو ويندو. ف٥٥ منهنجو عذاب سخت آهي. ف٥٦ رسالت جي تبليغ. ف٥٧ ۽ چٽي جو انهن تي اهڙو ڳرو بار آهي جنهن جي سبب کان ايمان نه ٿا آڻن. ف٥٨ غيب مان هتي مراد لوح محفوظ آهي. ف٥٩ ان مان جيڪو ڪجهه چون ٿا. ف٦٠ جيڪو اهو انهن جي حق ۾ فرمائي ۽ ڪجهه ڏينهن انهن جي ايذائن تي صبر ڪريو (قيل انه منسوخ بآية السيف). ف٦١ قوم تي غضب جي تڪڙ ۾ ۽ مڇي واري مان مراد حضرت يونس عليه السلام آهي. ف٦٢ مڇي جي پيٽ ۾ غم کان. ف٦٣ ۽ الله تعالیٰ ان جي عذر ۽ دعا کي قبول فرمائي ڪري ان تي انعام نه فرمائي ها. ف٦٤ پر الله تعالیٰ رحم فرمايو. ف٦٥ ۽ بغض ۽ دشمني جي نظرن سان گهور گهور ڪري ڏسن ٿا. شان نزول: منقول آهي ته عرب ۾ ڪي ماڻهو نظر هڻڻ ۾ تمام مشهور هئا ۽ انهن جي هيءَ حالت هئي ته دعويٰ ڪري نظر هڻندا هئا ۽ جنهن شيءِ کي انهن نقصان ۽ مصيبت پهچائڻ جي ارادي سان ڏٺو، ڏسڻ سان ئي هلاڪ ٿي ويئي. اهڙا گهڻا واقعا انهن جي تجربي ۾ اچي چڪا هئا. ڪافرن انهن کي چيو ته (محبوب) رسول ڪريم صلي الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کي نظر هڻو ته انهن ماڻهن محبوب پاڪ کي وڏي تيز نگاهن سان ڏٺو ۽ چيو ته اسان اڄ تائين نه اهڙو ماڻهو ڏٺو، نه اهڙا دليل ڏٺا، سون ۽ انهن جو ڪنهن شيءِ کي ڏسي ڪري حيرت ڪرڻ ئي ظلم هوندو هو، پر انهن جي اها سموري ڪوشش ۽ سازشون جيڪي رات ڏينهن اهي ڪندا هئا بيڪار ويون ۽ الله تعالیٰ پنهنجي نبي ڪريم محبوب عظيم صلي الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کي انهن جي شر کان محفوظ رکيو ۽ هيءَ آيت نازل ٿي. حسن رضي الله تعالیٰ عنه فرمايو جنهن کي نظر لڳي، ان تي هيءَ آيت پڙهي ڪري دم ڪئي وڃي. ف٦٦ حسد ۽ بغض کان ۽ ماڻهن کي نفرت ڏيڻ جي لاءِ سيد عالم محبوب صلي الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي شان ۾ جڏهن توهان کي قرآن شريف پڙهندي ڏسن ٿا. ف٦٧ يعني قرآن شريف يا محبوب سيد عالم محمد مصطفيٰ صلي الله تعالیٰ عليه وآله وسلم. ف٦٨ جنن جي لاءِ به ۽ انسانن جي لاءِ به يا ذڪر فضل ۽ شرف جي معنيٰ ۾ آهي. هن تقدير تي معنيٰ هيءَ آهي ته محبوب سيد عالم صلي الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن سمورن جهانن جي لاءِ شرف آهن، سندن طرف جنون جي نسبت ڪرڻ ڪور باطني آهي (مدارڪ). ؞ ؞ ؞ ؞

ف١ سورة حاقه مڪيه آهي، هن ۾ ٻه رڪوع، ٻاونجاهه آيتون ۽ ٻه سؤ ڇاونجاهه ڪلما ۽ هڪ هزار چار سؤ ٽيويهه حرف آهن.

اَلۡحَآقَّةُ ۙ﴿۱﴾ مَا الۡحَآقَّةُ ۚ﴿۲﴾ وَمَاۤ اَدۡرٰىكَ مَا الۡحَآقَّةُ ؕ﴿۳﴾ كَذَّبَتۡ ثَمُوۡدُ

اها حق ٿيندڙ ف۲ ڪهڙي اها حق ٿيندڙ ف۳ ۽ تو کي ڇا خبر ڪهڙي آهي اها حق ٿيندڙ ف۴ ثمود ۽ عاد انهيءَ سخت صدمو ڏيندڙ

وَعَادٌۢ بِالۡقَارِعَةِ ﴿۴﴾ فَاَمَّا ثَمُوۡدُ فَاُهۡلِكُوۡا بِالطَّاغِيَةِ ﴿۵﴾ وَاَمَّا عَادٌ

کي ڪوڙو ڄاتو. پوءِ ثمود وارا هلاڪ ڪيا ويا حد کان لنگهندڙ (سخت آواز) سان ف۵ ۽ باقي عاد انهن کي

فَاُهۡلِكُوۡا بِرِيۡحٍ صَرۡصَرٍ عَاتِيَةٍ ۙ﴿۶﴾ سَخَّرَهَا عَلَيۡهِمۡ سَبۡعَ لَيَالٍ

هلاڪ ڪيو ويو نهايت سخت گرج دار طوفان سان. اها انهن تي پوري طاقت سان لڳائي ويئي ستن راتين ۽

وَّثَمٰنِيَةَ اَيَّامٍ ۙ حُسُوۡمًا ۙ فَتَرَى الۡقَوۡمَ فِيۡهَا صَرۡعٰى ۙ كَاَنَّهُمۡ

اٺ ڏينهن ف۶ لڳاتار پوءِ انهن ماڻهن کي انهن ۾ ف۷ ڏسين ڪريل ف۸ ڄڻ ته اهي کجي جا

اَعۡجَازُ نَخۡلٍ خَاوِيَةٍ ۚ﴿۷﴾ فَهَلۡ تَرٰى لَهُمۡ مِّنۡۢ بَاقِيَةٍ ﴿۸﴾ وَجَآءَ

ٿڙ آهن ڪريل. پوءِ ڇا تون انهن مان ڪنهن کي باقي ڏسين ٿو ف۹. ۽ فرعون

فِرۡعَوۡنُ وَمَنۡ قَبۡلَهٗ وَالۡمُؤۡتَفِكٰتُ بِالۡخَاطِئَةِ ۚ﴿۹﴾ فَعَصَوۡا رَسُوۡلَ

۽ ان کان اڳيان ف۱۰ ۽ اونڌا ٿيندڙ ڳوٺ وارن گناهه ڪيا ف۱۱ پوءِ انهن پنهنجي رب جي رسولن جي حڪم کي

رَبِّهِمۡ فَاَخَذَهُمۡ اَخۡذَةً رَّابِيَةً ﴿۱۰﴾ اِنَّا لَمَّا طَغَا الۡمَآءُ حَمَلۡنٰكُمۡ

نه مڃيو ف۱۳ پوءِ ان انهن کي نهايت سخت گرفت سان پڪڙيو بيشڪ جڏهن پاڻي مٿي چڙهڻ لڳو ف۱۴ اسان توهان کي ف۱۵ سوار ڪيو

فِى الۡجَارِيَةِ ۙ﴿۱۱﴾ لِنَجۡعَلَهَا لَكُمۡ تَذۡكِرَةً وَّتَعِيَهَاۤ اُذُنٌ وَّاعِيَةٌ ﴿۱۲﴾

ٻيڙي ۾ ف۱۶ جو ان کي توهان جي واسطي يادگار بڻايون ف۱۸ ۽ ان کي سانڍي اهڙا ڪن جيڪو ٻڌي سانڍيندڙ هجي.

فَاِذَا نُفِخَ فِى الصُّوۡرِ نَفۡخَةٌ وَّاحِدَةٌ ۙ﴿۱۳﴾ وَّحُمِلَتِ الۡاَرۡضُ وَ

ف۱۹ پوءِ جڏهن صور ۾ ڦوڪجي ويندي هڪ ڦوڪ ۽ زمين ۽ جبل کڻي ڪري هڪ ئي ڌڪ سان

الۡجِبَالُ فَدُكَّتَا دَكَّةً وَّاحِدَةً ۙ﴿۱۴﴾ فَيَوۡمَئِذٍ وَّقَعَتِ الۡوَاقِعَةُ ۙ﴿۱۵﴾

ذرا ذرا ڪيا ويندا. اهو ڏينهن آهي جو رونما ٿي رهندي اها ٿيڻ واري. ف۲۰ ۽ آسمان

وَانۡشَقَّتِ السَّمَآءُ فَهِىَ يَوۡمَئِذٍ وَّاهِيَةٌ ۙ﴿۱۶﴾ وَّالۡمَلَكُ عَلٰٓى

چيرجي پوندو پوءِ ان ڏينهن ان جو حال ڪمزور رهندو ف۲۱ ۽ ملائڪ ان جي ڪنارن تي بيٺا هوندا ف۲۲ ۽

اَرۡجَآئِهَا ؕ وَيَحۡمِلُ عَرۡشَ رَبِّكَ فَوۡقَهُمۡ يَوۡمَئِذٍ ثَمٰنِيَةٌ ؕ﴿۱۷﴾

ان ڏينهن تنهنجي رب جو عرش اٺ ملائڪ پنهنجي مٿان کنيو بيٺا هوندا. ف۲۳ ان ڏينهن توهان سڀ ڙا

ف۲ يعني قيامت جيڪا حق ۽ ثابت آهي ۽ ان جو واقع هجڻ يقيني ۽ قطعي آهي، جنهن ۾ ڪو شڪ نه آهي. ف۳ يعني اها نهايت عجيب ۽ عظيم الشان آهي. ف۴ جنهن جي هولناڪين ۽ سختين تائين فڪر انساني جو پکي پرواز نٿو ڪري سگهي. ف۵ يعني سخت هولناڪ آواز سان. ف۶ اربع کان اربع تائين شوال مهيني جي پڇاڙي ۾ سخت سردي جي موسم ۾. ف۷ يعني انهن ڏينهن ۾. ف۸ جو موت انهن کي اهڙو ڊاهي ڇڏيو. ف۹ ڇو ته اهي اٺ ڏينهن جڏهن صبح جو اهي سڀ هلاڪ ٿي ويا ته هوائن انهن کي اڏاري ڪري سمنڊ ۾ اڇلائي ڇڏيو ۽ هڪ به باقي نه رهيو. ف۱۰ ان کان به اڳين امتن جا ڪافر. ف۱۱ نافرمانن جي شامت سان، مثلاً قوم لوط جا ڳوٺ، انهن سيني. ف۱۲ ٻرن فعلن، معصيتن ۽ شرڪ جا مرتڪب ٿيا. ف۱۳ جيڪي انهن جي طرف موڪليا ويا هئا. ف۱۴ ۽ اهو وڻن، عمارتن، پهاڙن ۽ هر شيءِ کان بلند ٿي ويو هو. هي بيان نوح عليه السلام جي طوفان جو آهي. ف۱۵ جڏهن توهان پنهنجن ابن ڏاڏن جي پٺين ۾ هيؤ، حضرت نوح عليه السلام. ف۱۶ ۽ حضرت نوح عليه السلام کي ۽ انهن جي ساٿين کي، جن مٿس ايمان آندو هو، جو ٻنڪارو ڏنو ۽ ٻين کي ٻوڙيو. ف۱۷ يعني مؤمنن کي ڇوٽڪاري ڏيڻ ۽ ڪافرن جي هلاڪ فرمائڻ کي. ف۱۸ جو عبرت ۽ نصيحت جو سبب ٿئي. ف۱۹ ڪم جي ڳالهين کي ته جيئن انهن مان ڪو نفعو حاصل ڪري. ف۲۰ يعني قيامت قائم ٿي ويندي. ف۲۱ يعني اهو نهايت ڪمزور هوندو هن جي باوجود، جو پهريائين گهڻو مضبوط ۽ مستحڪم هو. ف۲۳ يعني جن ملائڪن جي رهڻ جو هنڌ آسمان آهي، اهي ان جي ڦاٽڻ تي ان جي پاسن تي بيهندا، پوءِ حڪم الاهي سان لهي ڪري زمين جو گهيرو ڪندا. ف۲۳ حديث شريف ۾ آهي ته عرش جا حاملين اڄڪلهه چار آهن، قيامت جي ڏينهن انهن جي تائيد جي لاءِ ٻين چئن جو واڌارو ڪيو ويندو ته اٺ ٿي ويندا. حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما کان روايت آهي ته ان مان ملائڪن جون اٺ صفون مراد آهن، جن جو تعداد الله تعالیٰ ئي ڄاڻي ٿو.

يَوْمَئِذٍ تُعْرَضُوْنَ لَا تَخْفٰى مِنْكُمْ خَافِيَةٌ ﴿١٨﴾ فَاَمَّا مَنْ اُوْتِيَ كِتٰبَهٗ
پيش ٿيندا ف٢٤ جو توهان مان ڪا ڳالهه لڪي ويندڙ جان لڪي نه سگهندي. پوءِ اهو جنهن کي سندس عمل نامو

بِيَمِيْنِهٖ ۙ فَيَقُوْلُ هَآؤُمُ اقْرَءُوْا كِتٰبِيَهْ ﴿١٩﴾ اِنِّيْ ظَنَنْتُ اَنِّيْ
سڄي هٿ ۾ ڏنو ويندو ف٢٥ اهو چوندو ته اچو منهنجو عمل نامو پڙهو. بيشڪ مون کي پڪ هئي ته مان پنهنجي حساب کي

مُلٰقٍ حِسَابِيَهْ ﴿٢٠﴾ فَهُوَ فِيْ عِيْشَةٍ رَّاضِيَةٍ ﴿٢١﴾ فِيْ جَنَّةٍ عَالِيَةٍ ﴿٢٢﴾
پهچندس ف٢٦ پوءِ اهو دل وڻندڙ آرام ۾ آهي. بلند باغ ۾

قُطُوْفُهَا دَانِيَةٌ ﴿٢٣﴾ كُلُوْا وَاشْرَبُوْا هَنِيْٓـئًا بِمَآ اَسْلَفْتُمْ فِي
جنهن جا گوشا جهڪيل هوندا ف٢٧ کائو ۽ پيئو خوشگوار انعام انهيءَ جو جيڪو توهان گذريل

الْاَيَّامِ الْخَالِيَةِ ﴿٢٤﴾ وَاَمَّا مَنْ اُوْتِيَ كِتٰبَهٗ بِشِمَالِهٖ ۙ فَيَقُوْلُ
ڏينهن ۾ اڳتي موڪليو ف٢٨ ۽ اهو جنهن کي سندس عمل نامو کٻي هٿ ۾ ڏنو ويندو ف٢٩ چوندو هاءِ

يٰلَيْتَنِيْ لَمْ اُوْتَ كِتٰبِيَهْ ﴿٢٥﴾ وَلَمْ اَدْرِ مَا حِسَابِيَهْ ﴿٢٦﴾ يٰلَيْتَهَا
جيڪر مون کي پنهنجو لکيو نه ڏنو وڃي ها. ۽ نه مان ڄاڻان ها ته منهنجو حساب ڇا آهي. هاءِ جيڪر

كَانَتِ الْقَاضِيَةَ ﴿٢٧﴾ مَآ اَغْنٰى عَنِّيْ مَالِيَهْ ﴿٢٨﴾ هَلَكَ عَنِّيْ
موت ئي معاملو پورو ڪري ڇڏي ها. ف٣٠ منهنجي ڪنهن ڪم نه آيو منهنجو مال ف٣١ منهنجي سموري طاقت تباهه ٿي وئي

سُلْطٰنِيَهْ ﴿٢٩﴾ خُذُوْهُ فَغُلُّوْهُ ﴿٣٠﴾ ثُمَّ الْجَحِيْمَ صَلُّوْهُ ﴿٣١﴾ ثُمَّ فِيْ
ف٣٢ هن کي پڪڙيو پوءِ ان کي ڳٽ وجهو ف٣٣ پوءِ ان کي ڀڙڪندڙ باهه ۾ وڌي ڇڏيو پوءِ اهڙي زنجير ۾

سِلْسِلَةٍ ذَرْعُهَا سَبْعُوْنَ ذِرَاعًا فَاسْلُكُوْهُ ﴿٣٢﴾ اِنَّهٗ كَانَ لَا يُؤْمِنُ
جنهن جي ماپ ستر هٿ آهي ف٣٤ ان کي جڪڙي ڇڏيو. ف٣٥ بيشڪ اهو عظمت واري الله تي

بِاللّٰهِ الْعَظِيْمِ ﴿٣٣﴾ وَلَا يَحُضُّ عَلٰى طَعَامِ الْمِسْكِيْنِ ﴿٣٤﴾ فَلَيْسَ
ايمان نه آڻيندو هو ف٣٦ ۽ رغبت نه ڏيندو هو مسڪين کي طعام کارائڻ جي. ف٣٧ پوءِ اڄ هتي ف٣٨

لَهُ الْيَوْمَ هٰهُنَا حَمِيْمٌ ﴿٣٥﴾ وَّلَا طَعَامٌ اِلَّا مِنْ غِسْلِيْنٍ ﴿٣٦﴾
ان جو نه ڪو دوست آهي ف٣٩ ۽ نه ئي ڪو کاڌو، مگر دوزخين جي پڻ ۽

لَّا يَاْكُلُهٗٓ اِلَّا الْخَاطِــُٔوْنَ ﴿٣٧﴾ فَلَآ اُقْسِمُ بِمَا تُبْصِرُوْنَ ﴿٣٨﴾ وَمَا
ان کي نه کائيندا مگر خطاڪار ف٤٠ پوءِ مون کي قسم آهي انهن شين جو جن کي توهان ڏسو ٿا. ۽ جن کي نه توهان

ع ١ ٣٧ ٥

ف٢٤ الله تعاليٰ جي حضور حساب جي لاءِ.

ف٢٥ اهو سمجهي ويندو ته اهو ڇوٽڪاري وارن مان آهي ۽ نهايت خوشي ۽ سرور سان پنهنجي جماعت ۽ پنهنجي اهل واقارب کي.

ف٢٦ يعني مون کي دنيا ۾ يقين هو ته آخرت ۾ مون کان حساب ورتو ويندو.

ف٢٧ جو اُٿي، ويهي، ليٽي هر حال ۾ آساني سان وٺي سگهن ۽ انهن ماڻهن کي چيو ويندو.

ف٢٨ يعني جيڪي صالح عمل، جو دنيا ۾ توهان آخرت جي لاءِ ڪيا.

ف٢٩ جڏهن پنهنجي اعمال نامي کي ڏسندو ۽ ان ۾ پنهنجا بُرا عمل لکيل لهندو ته پوءِ شرمندو ۽ خوار ٿي ڪري.

ف٣٠ ۽ حساب لاءِ نه اٿاريو وڃي ها ۽ هي ذلت ۽ خواري پيش نه اچي ها.

ف٣١ جيڪو مان دنيا ۾ گڏ ڪيو هو، اهو ٿورو به منهنجو عذاب ٽاري نه سگهيو.

ف٣٢ ۽ مان ذليل ۽ محتاج رهجي ويس. حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما فرمايو ته ان مان ان جي مراد هي هوندي ته دنيا ۾ جيڪي حجتون مان ڪندو هيس، اهي سڀ باطل ٿي ويون. هاڻي الله تعاليٰ جهنم جي خازنن کي حڪم ڏيندو.

ف٣٣ هن طرح ته ان جا هٿ ان جي ڪنڌ سان ملائي ڪري طوق ۾ ٻڌي ڇڏيو.

ف٣٤ ملائڪن جي هٿ سان.

ف٣٥ يعني اهو زنجير ان ۾ اهڙي طرح داخل ڪريو جهڙي طرح ڪنهن شيءِ ۾ ڏوري وڌي ويندي آهي.

ف٣٦ ان جي عظمت ۽ وحدانيت جو معتقد نه هو.

ف٣٧ نه پنهنجي نفس کي نه پنهنجي اهل کي، نه ٻين کي هن ۾ اشارو آهي ته اهو بعث جو قائل نه هو نه ته مسڪين کي کاڌو ڏيڻ وارو مسڪين کان نه ڪنهن بدلي جي اميد رکندو ٿي نه آهي، فقط رضاءِ الاهي ۽ آخرت جي ثواب جي اميد تي مسڪين کي ڏيندو آهي ۽ جيڪو بعث ۽ آخرت تي ايمان ئي نه ٿو رکي ان جو مسڪين کي کارائڻ ڇا مطلب. ف٣٨ يعني آخرت ۾. ف٣٩ جيڪو ان کي ڪجهه نفعو پهچائي يا شفاعت ڪري. ف٤٠ ڪافر بد اطوار.

لَا تُبْصِرُوْنَ ﴿٣٩﴾ اِنَّهٗ لَقَوْلُ رَسُوْلٍ كَرِيْمٍ ﴿٤٠﴾ وَّ مَا هُوَ بِقَوْلِ شَاعِرٍ

نٿا ڏسو وا۴ بيشڪ هي قرآن هڪ ڪرم واري رسول وا۴٢ سان ڳالهيون آهن وا۴٣ ۽ اهو ڪنهن شاعر جو قول نه آهي وا۴۴

قَلِيْلًا مَّا تُؤْمِنُوْنَ ﴿٤١﴾ وَلَا بِقَوْلِ كَاهِنٍ قَلِيْلًا مَّا تَذَكَّرُوْنَ ﴿٤٢﴾

پوءِ ڪيترو نٿورو يقين رکو ٿا وا۴۵ ۽ نه وري ڪنهن ڪاهن جو قول وا۴٦ ڪيترو نه گهٽ ڌيان ڏيو ٿا وا۴٧

تَنْزِيْلٌ مِّنْ رَّبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٤٣﴾ وَلَوْ تَقَوَّلَ عَلَيْنَا بَعْضَ

ان لاٿو آهي جيڪو سموري جهان جو رب آهي. ۽ جيڪڏهن اهو اسان تي هڪڙي ڳالهه به گهڙي چوي ها

الْاَقَاوِيْلِ ﴿٤٤﴾ لَاَخَذْنَا مِنْهُ بِالْيَمِيْنِ ﴿٤٥﴾ ثُمَّ لَقَطَعْنَا مِنْهُ الْوَتِيْنَ ﴿٤٦﴾

وا۴٨ ته ضرور اسان ان کان طاقت سان بدلو وٺون ها. پوءِ ان جي دل جي رڳ ڪپي ڇڏيون ها. وا۴٩

فَمَا مِنْكُمْ مِّنْ اَحَدٍ عَنْهُ حٰجِزِيْنَ ﴿٤٧﴾ وَاِنَّهٗ لَتَذْكِرَةٌ لِّلْمُتَّقِيْنَ ﴿٤٨﴾

پوءِ توهان مان ڪو به ان کي بچائڻ وارو نه هجي ها. ۽ بيشڪ هي قرآن نصيحت آهي پرهيزگارن

وَاِنَّا لَنَعْلَمُ اَنَّ مِنْكُمْ مُّكَذِّبِيْنَ ﴿٤٩﴾ وَاِنَّهٗ لَحَسْرَةٌ عَلَى الْكٰفِرِيْنَ ﴿٥٠﴾

جي واسطي. ۽ ضرور اسان ڄاڻون ٿا ته توهان مان ڪي تڪذيب ڪندڙ آهن. ۽ بيشڪ اها ڪافرن تي

وَاِنَّهٗ لَحَقُّ الْيَقِيْنِ ﴿٥١﴾ فَسَبِّحْ بِاسْمِ رَبِّكَ الْعَظِيْمِ ﴿٥٢﴾

حسرت آهي وا۵٠ ۽ بيشڪ اهو يقيني حق آهي وا۵١ پوءِ اي محبوب تون پنهنجي عظمت واري رب جي پاڪائي بيان ڪر وا۵٢

ع ٢ ١٥ ٦

سُوْرَةُ الْمَعَارِجِ مَكِّيَّةٌ ٧٠ — اٰيَاتُهَا ٤٤ — رُكُوْعَاتُهَا ٢

سورة معارج مڪي آهي هن ۾ چوٽيتاليهه آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) وا

سَاَلَ سَآئِلٌ بِعَذَابٍ وَّاقِعٍ ﴿١﴾ لِّلْكٰفِرِيْنَ لَيْسَ لَهٗ دَافِعٌ ﴿٢﴾

هڪ سوالي اهو عذاب گهري ٿو. جيڪو ڪافرن تي اچڻ وارو آهي ان جو ڪو به ٽارڻ وارو نه آهي وا٢

مِّنَ اللّٰهِ ذِي الْمَعَارِجِ ﴿٣﴾ تَعْرُجُ الْمَلٰٓئِكَةُ وَالرُّوْحُ اِلَيْهِ فِيْ

اهو الله بلندين جي مالڪ جي طرف کان هوندو. وا٣ ملائڪ ۽ جبرئيل وا۴ ان جي بارگاه جي طرف عروج ڪندا آهن

يَوْمٍ كَانَ مِقْدَارُهٗ خَمْسِيْنَ اَلْفَ سَنَةٍ ﴿٤﴾ فَاصْبِرْ صَبْرًا

وا۵ اهو عذاب ان ڏينهن ٿيندو جنهن جو اندازو پنجاهه هزار سال آهي وا٦ پوءِ تون چڱي طرح صبر ڪر



وا۴١ يعني سموري مخلوقات جو قسم، جيڪا توهان کي ڏسڻ ۾ اچي ان جو به، جيڪا نه اچي ان جو به. ڪن مفسرن فرمايو ته مَا تُبْصِرُوْنَ مان دنيا ۽ مَا لَا تُبْصِرُوْنَ مان آخرت مُراد آهي. هن جي تفسير ۾ مفسرن جا ٻيا قول به ڪيترائي آهن. وا۴٢ حبيب خدا محبوب محمد مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم. وا۴٣ جيڪي سندن رب عزّ وعلا فرمايون. وا۴۴ جيئن ڪافر چون ٿا. وا۴۵ بالڪل بي ايمان آهيو، ايترو به نٿا سمجهو ته نه هي شعر آهي، نه ان ۾ شعر هجڻ جي ڪا ڳالهه لڌي وڃي ٿي. وا۴٦ جيئن توهان مان ڪي ڪافر هن ڪتاب الاهي جي نسبت چون ٿا. وا۴٧ نه هن ڪتاب جي هدايت کي ڏسو ٿا نه هن جي تعليم ۾ غور ڪريو ٿا ته هن ۾ ڪهڙي روحاني تعليم آهي، نه هن جي فصاحت، بلاغت ۽ اعجاز بي مثالي تي غور ڪريو ٿا، جو هي سمجهو ته هي ڪلام. وا۴٨ جيڪا اسان نه فرمائي هوندي ها. وا۴٩ جنهن جي ڪٽجڻ سان موت واقع ٿي وڃي ٿو. وا۵٠ جو اهي قيامت جي ڏينهن جڏهن قرآن پاڪ تي ايمان آڻڻ وارن جو ثواب ۽ ان جي انڪار ڪرڻ وارن ۽ ڪوڙي ڪرڻ وارن جو عذاب ڏسندا ته پنهنجي ايمان نه آڻڻ تي افسوس ڪندا ۽ حسرت ۽ پشيماني ۾ گرفتار ٿيندا. وا۵١ جوان ۾ ڪو شڪ ۽ شبهو ڪونهي. وا۵٢ ۽ ان جو شڪر ڪريو، جو ان توهان جي طرف پنهنجي هن جليل ڪلام جي وحي فرمائي. ⁘ ⁘ ⁘ ⁘ ⁘ ⁘ ⁘ ⁘ ⁘

وا سورة معارج مڪي آهي، هن ۾ ٻه رڪوع چوٽيتاليهه آيتون، ٻه سو چويهه ڪلما ۽ نو سو اٺتيهه حرف آهن. وا٢ شان نزول:- نبي ڪريم محبوب عظيم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن مڪي وارن کي جڏهن عذاب الاهي جو خوف ڏياريو ته اهي پاڻ ۾ چوڻ لڳا ته ان عذاب جا حقدار ڪهڙا ماڻهو آهن ۽ اهو ڪهڙن تي ايندو؟ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کان پڇو ته انهن محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کان پڇيو، ان تي هي آيتون نازل ٿيون ۽ حضور محبوب سائين جن کان سوال ڪرڻ وارو نضر بن حارث هو ان دعا گهري هئي ته يا رب! جيڪڏهن هي قرآن حق ۽ تنهنجو ڪلام هجي ته اسان جي مٿان آسمان مان پٿر وساءِ يا دردناڪ عذاب موڪل. هن آيت ۾ ارشاد فرمايو ويو ته ڪافر طلب ڪن يا نه ڪن، عذاب جيڪو انهن جي لاءِ مقدر آهي، ضرور اچڻو آهي، ان کي ڪو به ٽاري نٿو سگهي. وا٣ يعني آسمانن جو. وا۴ جيڪي ملائڪن ۾ مخصوص فضل ۽ شرف رکن ٿا. وا۵ يعني ان مقام قرب جي طرف، جيڪو آسمان ۾ ان جي امر جو جاءِ نزول آهي. وا٦ اهو قيامت جو ڏينهن آهي، جنهن جون سختيون ڪافرن جي نسبت ته ايتريون ڊگهيون هونديون ۽ مؤمن جي لاءِ هڪ فرض نماز کان به هلڪو ٿي هوندو.

جَمِيلًا ﴿٥﴾ إِنَّهُمْ يَرَوْنَهُ بَعِيدًا ﴿٦﴾ وَنَرَاهُ قَرِيبًا ﴿٧﴾ يَوْمَ تَكُونُ

اهي ان کي ڏک پري سمجھي رهيا آهن ۵ ۽ اسان ان کي ويجهو ڏسي رهيا آهيون ۹ جنهن ڏينهن آسمان ٽامي

السَّمَاءُ كَالْمُهْلِ ﴿٨﴾ وَتَكُونُ الْجِبَالُ كَالْعِهْنِ ﴿٩﴾ وَلَا يَسْأَلُ

ڳريل چاندي وانگر ۽ جبل اُن وانگر ٿي ويندا ۱۰ ۽ ڪو به دوست ڪنهن به دوست جي خبر

حَمِيمٌ حَمِيمًا ﴿١٠﴾ يُبَصَّرُونَهُمْ ۚ يَوَدُّ الْمُجْرِمُ لَوْ يَفْتَدِي مِنْ

نه پڇندو ۱۱ باوجود ڏسڻ جي هڪ ٻئي کي ۱۲ مجرم ۱۳ خواهش ڪندو جيڪر ان ڏينهن جي عذاب کان

عَذَابِ يَوْمِئِذٍ بِبَنِيهِ ﴿١١﴾ وَصَاحِبَتِهِ وَأَخِيهِ ﴿١٢﴾ وَفَصِيلَتِهِ

ڇوٽڪاري جي بدلي ۾ ڏئي ڇڏي پنهنجا پُٽ ۽ پنهنجي زال ۽ پنهنجو ڀاءُ ۽ پنهنجو ڪٽنب جنهن ۾ ان جي جاءِ آهي

الَّتِي تُؤْوِيهِ ﴿١٣﴾ وَمَنْ فِي الْأَرْضِ جَمِيعًا ثُمَّ يُنْجِيهِ ﴿١٤﴾ كَلَّا ۖ إِنَّهَا

۽ جيترا به زمين ۾ آهن سڀ ڏيئي، پوءِ اهو بدلو ڏيڻ ان کي بچائي هرگز نه ۱۴ اها ته ڀڙڪندڙ باهه آهي

لَظَىٰ ﴿١٥﴾ نَزَّاعَةً لِلشَّوَىٰ ﴿١٦﴾ تَدْعُو مَنْ أَدْبَرَ وَتَوَلَّىٰ ﴿١٧﴾ وَجَمَعَ

کل لاهي ڇڏيندڙ، سڏي رهي آهي ۱۵ ان کي جنهن پٺي ڏني ۽ مُنهن ڦيريو ۱۶ ۽ گڏ ڪري سانڍي رکيائين

فَأَوْعَىٰ ﴿١٨﴾ إِنَّ الْإِنْسَانَ خُلِقَ هَلُوعًا ﴿١٩﴾ إِذَا مَسَّهُ الشَّرُّ

۱۷ بيشڪ انسان کي ٺاهيو ويو آهي ڏاڍو بي صبر ۽ حريص. جڏهن ان کي تڪليف پهچي ۱۸ سخت گهٻرائجي

جَزُوعًا ﴿٢٠﴾ وَإِذَا مَسَّهُ الْخَيْرُ مَنُوعًا ﴿٢١﴾ إِلَّا الْمُصَلِّينَ ﴿٢٢﴾ الَّذِينَ

ويندڙ آهي ۽ جڏهن ان کي چڱائي پهچي ۱۹ ته روڪي رکڻ وارو آهي ۲۰ مگر نمازي. جيڪي پنهنجي

هُمْ عَلَىٰ صَلَاتِهِمْ دَائِمُونَ ﴿٢٣﴾ وَالَّذِينَ فِي أَمْوَالِهِمْ حَقٌّ

نماز جا پابند آهن. ۲۱ ۽ اهي جن جي مال ۾ هڪ معلوم حق آهي

مَعْلُومٌ ﴿٢٤﴾ لِلسَّائِلِ وَالْمَحْرُومِ ﴿٢٥﴾ وَالَّذِينَ يُصَدِّقُونَ بِيَوْمِ

۲۲ سوالي جي واسطي ۽ جيڪو گهري نه سگهي ته محروم رهي ۲۳ ۽ جيڪي انصاف جي ڏينهن کي سچو ڄاڻندڙ آهن ۲۴

الدِّينِ ﴿٢٦﴾ وَالَّذِينَ هُمْ مِنْ عَذَابِ رَبِّهِمْ مُشْفِقُونَ ﴿٢٧﴾

۽ جيڪي پنهنجي رب جي عذاب کان ڏڄي رهيا آهن. بيشڪ سندن رب جو عذاب

إِنَّ عَذَابَ رَبِّهِمْ غَيْرُ مَأْمُونٍ ﴿٢٨﴾ وَالَّذِينَ هُمْ لِفُرُوجِهِمْ

اهڙو نه آهي جنهن کان بي خوف ٿجي ۲۵ ۽ جيڪي پنهنجي شرمگاهن جي حفاظت ڪندا آهن



ف۷ يعني عذاب کي. ف۸ ۽ هي خيال ڪن ٿا ته واقعا ٿيڻ وارو ئي نه آهي. ف۹ ته ضرور ٿيڻ وارو آهي. ف۱۰ هوا ۾ اُڏرندا اُڏرندا. ف۱۱ هر هڪ کي پنهنجي پئي لڳل هوندي. ف۱۲ جو هڪ ٻئي کي سڃاڻيندا، پر پنهنجي حال ۾ اهڙا ته مبتلا هوندا. جو نه انهن کان حال پڇندا ۽ نه ڳالهه ڪري سگهندا. ف۱۳ يعني ڪافر. ف۱۴ اهو ان جي ڪنهن ڪم نه ايندو ۽ ڪنهن به نموني اهو عذاب کان بچي نه سگهندو. ف۱۵ ناله وڻي ڪري ته اي ڪافر! مون ڏانهن اچ، اي منافق! مون ورت اچ. ف۱۶ حق جي قبول ڪرڻ ۽ ايمان آڻڻ کان. ف۱۷ مال کي ۽ ان جا واجب حق ادا نه ڪيائين. ف۱۸ تنگدستي ۽ بيماري وغيره جي. ف۱۹ دولتمندي ۽ مال. ف۲۰ يعني انسان جي هيءَ حالت آهي جو ان کي ڪا ناپسند حالت پيش اچي ٿي ته ان تي صبر نه ٿو ڪري ۽ جڏهن مال ملي ٿو ته ان کي خرچ نه ٿو ڪري. ف۲۱ جو پنهنجن نِي فرضن کي انهن جي وقتن ۾ پابندي سان ادا ڪن ٿا يعني مؤمن آهن. ف۲۲ مُراد ان مان زڪواة آهي، جنهن جو مقدار معلوم آهي يا اهو صدقو جيڪو ماڻهو پنهنجي نفس تي مقرر ڪري، پوءِ ان کي مقرر وقتن ۾ ادا ڪندو رهي. مسئلو: هن مان معلوم ٿيو ته مستحب صدقن جي لاءِ پنهنجي طرفان وقت مقرر ڪرڻ شريعت ۾ جائز ۽ قابل تعريف آهي. ف۲۳ يعني ٻنهي قسمن جي محتاجن کي ڏي، انهن کي به جيڪي ضرورت جي وقت سوال ڪن ٿا ۽ انهن کي به جيڪي شرم کان سوال نه ٿا ڪن ۽ انهن جي محتاجي ظاهر نه ٿي ٿئي. ف۲۴ ۽ مرڻ کان پوءِ اٿڻ، حشر ونشر، جزاءِ قيامت سڀني تي ايمان رکن ٿا. ف۲۵ تو ڙي ماڻهو ڪيترو ئي نيڪ، پرهيزگار گهڻي طاعت ۽ عبادت وارو هجي، مگر ان کي الله تعالىٰ جي عذاب کان بي خوف هجڻ نه گهرجي.

44

حٰفِظُوْنَ ﴿۲۹﴾ اِلَّا عَلٰٓى اَزْوَاجِهِمْ اَوْ مَا مَلَكَتْ اَيْمَانُهُمْ فَاِنَّهُمْ

مگر پنهنجي زالن يا پنهنجي هٿ جي ملڪيت ٻانهين کان جو انهن تي ڪا ملامت

غَيْرُ مَلُوْمِيْنَ ﴿۳۰﴾ فَمَنِ ابْتَغٰى وَرَآءَ ذٰلِكَ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ

نه آهي. پوءِ جيڪو انهن ۾ ٢٦ کان سواءِ ٻيو ڪجهه طلب ڪري اهي حد کان لنگهندڙ

الْعٰدُوْنَ ﴿۳۱﴾ وَالَّذِيْنَ هُمْ لِاَمٰنٰتِهِمْ وَعَهْدِهِمْ رٰعُوْنَ ﴿۳۲﴾

آهن ٢٧ ۽ اهي جيڪي پنهنجي امانتن ۽ پنهنجي عهد جي حفاظت ڪندا آهن ٢٨.

وَالَّذِيْنَ هُمْ بِشَهٰدٰتِهِمْ قَآئِمُوْنَ ﴿۳۳﴾ وَالَّذِيْنَ هُمْ عَلٰى صَلَاتِهِمْ

۽ اهي جيڪي پنهنجي شاهدين تي قائم آهن ٢٩ ۽ اهي جيڪي پنهنجي نماز جي حفاظت

يُحَافِظُوْنَ ﴿۳۴﴾ اُولٰٓئِكَ فِيْ جَنّٰتٍ مُّكْرَمُوْنَ ﴿۳۵﴾ فَمَالِ الَّذِيْنَ

ڪندا آهن ٣٠ اهي ئي آهن جن جي باغن ۾ عزت ٿيندي ٣١ پوءِ انهن ڪافرن کي ڇا ٿيو

ع ۱ ۳۵ ۷

كَفَرُوْا قِبَلَكَ مُهْطِعِيْنَ ﴿۳۶﴾ عَنِ الْيَمِيْنِ وَعَنِ الشِّمَالِ عِزِيْنَ ﴿۳۷﴾

تنهنجي طرف تيز نگاهن سان ڏسن ٿا ٣٢ سڄي ۽ کٻي ٽولن جا ٽولا.

اَيَطْمَعُ كُلُّ امْرِئٍ مِّنْهُمْ اَنْ يُّدْخَلَ جَنَّةَ نَعِيْمٍ ﴿۳۸﴾ كَلَّا

ڇا انهن مان هر شخص اها لالچ رکي ٿو ته ڪيس ٣٣ آرام جي باغ ۾ داخل ڪيو وڃي. هرگز نه!

اِنَّا خَلَقْنٰهُمْ مِّمَّا يَعْلَمُوْنَ ﴿۳۹﴾ فَلَآ اُقْسِمُ بِرَبِّ الْمَشٰرِقِ وَالْمَغٰرِبِ

بيشڪ اسان انهن کي ان شيءِ مان بڻايو جنهن کي ڄاڻن ٿا ٣٤ پوءِ مون کي قسم آهي ان جو جيڪو سڀني اڀرڻ ۽ لهڻ جو مالڪ آهي ٣٥

اِنَّا لَقٰدِرُوْنَ ﴿۴۰﴾ عَلٰٓى اَنْ نُّبَدِّلَ خَيْرًا مِّنْهُمْ وَمَا نَحْنُ

جو ضرور اسان قادر آهيون. جو انهن کان سٺا بدلائي آڻيون ٣٦ ۽ اسان کان ڪو به ڀڄي ڪري وڃي نٿو سگهي

بِمَسْبُوْقِيْنَ ﴿۴۱﴾ فَذَرْهُمْ يَخُوْضُوْا وَيَلْعَبُوْا حَتّٰى يُلٰقُوْا يَوْمَهُمُ

٣٧. پوءِ انهن کي ڇڏي ڏي انهن جي بيهودگين ۾ راند ڪندي ايستائين ته ملن پنهنجي ان

الَّذِيْ يُوْعَدُوْنَ ﴿۴۲﴾ يَوْمَ يَخْرُجُوْنَ مِنَ الْاَجْدَاثِ سِرَاعًا

٣٨ ڏينهن سان ملن جنهن جو انهن سان واعدو ڪيو ويو آهي. جنهن ڏينهن قبرن مان نڪرندا تڪڙ ڪندي

كَاَنَّهُمْ اِلٰى نُصُبٍ يُّوْفِضُوْنَ ﴿۴۳﴾ خَاشِعَةً اَبْصَارُهُمْ تَرْهَقُهُمْ

٣٩ گويا اهي نشانن جي طرف ڊڪي رهيا آهن ٤٠. جهڪيل اکين سان ته سندن اکيون هيٺ هونديون انهن تي ذلت سوار



٢٦ يعني زالن ۽ ٻانهين. ٢٧ جو حلال کان حرام جي طرف تجاوز ڪن ٿا. مسئلو: هن آيت مان متعه، لونڊي بازي، جانورن سان قضاءِ شهوت ۽ مُشت زني (مٺ هڻ) جي حرمت ثابت ٿئي ٿي. ٢٨ شرعي امانتن جي به ۽ ٻانهن جي امانتن جي به ۽ خلق سان جيڪي وعدا ٿيل آهن، انهن جي به ۽ حق جا جيڪي وعدا آهن انهن جي به، نذر ۽ قسم به ان ۾ داخل آهن. ٢٩ سچائي ۽ عدل سان، نه ان ۾ رشتيداري جو خيال ڪن ٿا، نه ڏاڍي کي ڪمزور تي ترجيح ڏين ٿا ڪنهن حقدار جو حق وڃائڻ پسند ڪن ٿا. ٣٠ نماز جو ذڪر بار بار فرمايو. هن ۾ اهو ظاهر آهي نماز تمام اهم آهي يا هي ته هڪ جڳهه تي فرض مراد آهن ته ٻي جڳهه تي نفل ۽ حفاظت مان مُراد هيءَ آهي ته ان جي رڪنن، واجبن، سنتن ۽ مستحبن کي پوري طريقي سان ادا ڪن ٿا. ٣١ بهشت جا. ٣٢ شانِ نزول: هيءَ آيت ڪافرن جي ان جماعت جي حق ۾ نازل ٿي، جيڪي محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن جي چوگرد حلقو ٻڌي ڪري ٽولن جا ٽولا جمع ٿيندا هئا ۽ سندن ڪلام مبارڪ ٻڌندا هئا ۽ ان کي ڪوڙ چوندا ۽ ٺٺولي ڪندا ۽ چوندا هئا ته جيڪڏهن هي ماڻهو جنت ۾ داخل ٿيندا جيئن محمد (صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم) جن فرمائن ٿا ته پوءِ اسان ضرور انهن کان اڳ ان ۾ داخل ٿينداسون، انهن جي حق ۾ هيءَ آيت نازل ٿي ۽ فرمايو ويو ته انهن ڪافرن جو ڇا حال آهي، جو ٻاڻ سگهورن وٽ ويهن به ٿا ۽ ڪنڌ مٿي ڪري ڏسن به ٿا، پوءِ به جيڪي ڪا نه ٻُڌن ٿا، ان مان فائدو نه ٿا حاصل ڪن. ٣٣ ايمان وارن وانگر. ٣٤ يعني نطفي مان، جيئن سڀني ماڻهن کي پيدا ڪيو سي. پوءِ ان سبب کان جنت ۾ ڪو داخل نه ٿيندو، جنت ۾ داخل ٿيڻ ايمان تي موقوف آهي. ٣٥ يعني سج جي هر اڀرڻ واري جاءِ ۽ هر لهڻ واري جاءِ جو يا هر هڪ ستاري جي مشرق ۽ مغرب جو، مقصد پنهنجي ربوبيت جو قسم ياد فرمائڻ آهي. ٣٦ هن طرح ته انهن کي هلاڪ ڪري ڇڏيون ۽ انهن جي جاءِ تي پنهنجي فرمانبردار مخلوق پيدا ڪريون. ٣٧ ۽ اسان جي قدرت جي گهيري کان ٻاهر نه ٿو ٿي سگهي. ٣٨ عذاب جي. ٣٩ محشر جي طرف. ٤٠ جيئن جهنڊي وارا پنهنجي جهنڊي جي طرف ڊوڙيندا آهن.

ذِلَّةٌ ؕ ذٰلِكَ الْيَوْمُ الَّذِيْ كَانُوْا يُوْعَدُوْنَ ﴿۴۴﴾ ع
هوندي، هي آهي انهن جو اهو ڏينهن وڃ جنهن جو انهن سان واعدو ڪيو پيو هو و٤٢

سُوْرَةُ نُوْحٍ مَكِّيَّةٌ ٧١ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ — اٰيَاتُهَا ٢٨ رُكُوْعَاتُهَا ٢

سورة نوح مڪي آهي هن ۾ (الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان شروع) وا : اٺاويهه آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن

اِنَّآ اَرْسَلْنَا نُوْحًا اِلٰى قَوْمِهٖٓ اَنْ اَنْذِرْ قَوْمَكَ مِنْ قَبْلِ اَنْ يَّاْتِيَهُمْ
بيشڪ اسان نوح کي ان جي قوم جي طرف موڪليو جو پنهنجي قوم کي ڊيڄار هن کان اڳي جو انهن تي

عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿۱﴾ قَالَ يٰقَوْمِ اِنِّيْ لَكُمْ نَذِيْرٌ مُّبِيْنٌ ﴿۲﴾ اَنِ
دردناڪ عذاب اچي وڃي و٢ . فرمايائين اي منهنجي قوم مان توهان جي واسطي ڪليو ڪلايو ڊيڄاريندڙ آهيان .

اعْبُدُوا اللّٰهَ وَاتَّقُوْهُ وَاَطِيْعُوْنِ ﴿۳﴾ يَغْفِرْ لَكُمْ مِّنْ ذُنُوْبِكُمْ
جو الله جي عبادت ڪريو و٣ ۽ ان کان ڊڄو و٤ ۽ منهنجو حڪم مڃيو ته اهو توهان جا ڪجهه گناهه بخشي ڇڏيندو و٥ ۽ هڪ مقرر

وَيُؤَخِّرْكُمْ اِلٰٓى اَجَلٍ مُّسَمًّى ؕ اِنَّ اَجَلَ اللّٰهِ اِذَا جَآءَ لَا يُؤَخَّرُ
ميعاد تائين و٦ توهان کي مهلت ڏيندو و٧ بيشڪ الله جو واعدو جڏهن آيو پنتي نه ٿي سگهندو

لَوْ كُنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ﴿۴﴾ قَالَ رَبِّ اِنِّيْ دَعَوْتُ قَوْمِيْ لَيْلًا وَّنَهَارًا ﴿۵﴾
جيڪر توهان ڄاڻو ها و٨ . عرض ڪيائين و٩ اي منهنجا رب مان پنهنجي قوم کي رات ڏينهن سڏيو و١٠

فَلَمْ يَزِدْهُمْ دُعَآءِيْٓ اِلَّا فِرَارًا ﴿۶﴾ وَاِنِّيْ كُلَّمَا دَعَوْتُهُمْ لِتَغْفِرَ لَهُمْ
پوءِ منهنجي سڏڻ نه وڌايو انهن ۾ مگر ڀڄڻ و١١ ۽ مان جيترا ڀيرا به انهن کي سڏيو و١٢ جو تون انهن کي بخشين

جَعَلُوْٓا اَصَابِعَهُمْ فِيْٓ اٰذَانِهِمْ وَاسْتَغْشَوْا ثِيَابَهُمْ وَاَصَرُّوْا
انهن پنهنجي ڪنن ۾ آڱريون ڏنيون و١٣ ۽ پنهنجي ڪپڙن سان پاڻ ڍڪيائون و١٤ ۽ هٺ ڪيائون

وَاسْتَكْبَرُوا اسْتِكْبَارًا ﴿۷﴾ ثُمَّ اِنِّيْ دَعَوْتُهُمْ جِهَارًا ﴿۸﴾ ثُمَّ اِنِّيْٓ اَعْلَنْتُ
و١٥ ۽ وڏو تڪبر ڪيائون و١٦ . پوءِ مان انهن کي ظاهر ظهور دعوت ڏني و١٧ پوءِ مان انهن کي

لَهُمْ وَاَسْرَرْتُ لَهُمْ اِسْرَارًا ﴿۹﴾ فَقُلْتُ اسْتَغْفِرُوْا رَبَّكُمْ ؕ اِنَّهٗ
اعلان ڪري به چيو و١٨ ۽ آهستي مخفي طرح به چيو و١٩ پوءِ مون (کين) چيو ته پنهنجي رب کان معافي گهرو و٢٠

كَانَ غَفَّارًا ﴿۱۰﴾ يُّرْسِلِ السَّمَآءَ عَلَيْكُمْ مِّدْرَارًا ﴿۱۱﴾ وَّيُمْدِدْكُمْ
اهو تمام گهڻو معاف فرمائيندڙ آهي و٢١ توهان تي وڏ ڦڙي ۽ تکي بارش موڪليندو ۽ مال



و٤١ يعني قيامت جو ڏينهن . و٤٢ دنيا ۾ ۽ اهي ان کي ڪوڙو چوندا هئا . ❊ ❊ ❊

و١ سورة نوح مڪيه آهي، هن ۾ ٻه رڪوع ۽ ... جو. و٣ ۽ ڪنهن کي ان جو شريڪ نه بڻايو. و٤ نافرمانين کان بچي ڪري ته جيئن اهو اهو غضب نه فرمائي. و٥ جيڪي توهان کان ايمان جي وقت تائين صادر ٿيا هوندا يا جيڪي ٻانهن جي حقن سان متعلق نه هوندا. و٦ يعني موت جي وقت تائين. و٧ ته ان وقت ۾ توهان تي عذاب نه فرمائيندو. و٨ ان کي ۽ ايمان آڻيو ها. و٩ حضرت نوح عليه السلام. و١٠ ايمان ۽ طاعت جي طرف. و١١ ۽ انهن کي ايمان آڻڻ جي جيتري ترغيب ڏني ويئي اوتري ئي انهن جي سرڪشي وڌندي ويئي. و١٢ توتي ايمان آڻڻ جي طرف. و١٣ جيئن منهنجي دعوت کي نه ٻڌن. و١٤ ۽ منهن لڪائي ڇڏيائون جيئن مون کي نه ڏسن نه چون ته انهن کي دين الاهي جي طرف نصيحت ڪرڻ وارو کي ڏسڻ به پسند نه هو. و١٥ پنهنجي ڪفر تي. و١٦ ۽ منهنجي دعوت کي قبول ڪرڻ پنهنجي شان جي خلاف ڄاتائون. و١٧ وڏي آواز سان محفلن ۾. و١٨ ۽ اعلان سان دعوت جو تڪرار به ڪيو. و١٩ هڪ هڪ کي ۽ ڪا دعوت جي سختي نه ڇڏيم. قوم گهڻي عرصي تائين حضرت نوح عليه السلام جي تڪذيب ڪندي رهي. الله تعالیٰ انهن کان برسات روڪي ڇڏي ۽ انهن جي زالن کي سنڍ ڪري ڇڏيو. چاليهن سالن تائين انهن جا مال هلاڪ ٿي ويا ۽ جانور مري ويا. جڏهن اهو حال ٿيو ته حضرت نوح عليه السلام انهن کي استغفار جو حڪم ڏنو. و٢٠ ڪفر ۽ شرڪ کان ۽ ايمان آڻي ڪري بخشش طلب ڪريو ته جيئن الله تعالیٰ توهان تي پنهنجي رحمتن جا در وا ڪري ڇڏي ته طاعتن ۾ مشغول ٿيڻ خير و برڪت ۽ رزق جي ڪشادگي جو سبب ٿئي ٿو. و٢١ توبهه ڪرڻ وارن کي، جيڪڏهن توهان ايمان آندو ۽ توبهه ڪئي ته پوءِ اهو.

(حاشيه:) ان ريهه آيتون ۽ ٻه رڪوع ... دنيا ۾ ... آخرت ❊

بِاَمْوَالٍ وَّ بَنِيْنَ وَ يَجْعَلْ لَّكُمْ جَنّٰتٍ وَّ يَجْعَلْ لَّكُمْ اَنْهٰرًا ﴿١٢﴾

۽ پٽن سان توهان جي مدد ڪندو ۽ ٢٢ ۽ توهان جي واسطي باغ بنائي ڇڏيندو ۽ توهان جي واسطي نهريون بنائيندو ۽ ٢٣

مَا لَكُمْ لَا تَرْجُوْنَ لِلّٰهِ وَقَارًا ﴿١٣﴾ وَقَدْ خَلَقَكُمْ اَطْوَارًا ﴿١٤﴾ اَلَمْ

توهان کي ڇا ٿيو الله کان عزت حاصل ڪرڻ جي اميد نه ٿا رکو ٢٤ حالانڪ انهيءَ توهان کي مختلف طرحن سان بنايو ٢٥ ڇا

تَرَوْا كَيْفَ خَلَقَ اللّٰهُ سَبْعَ سَمٰوٰتٍ طِبَاقًا ﴿١٥﴾ وَّجَعَلَ الْقَمَرَ

توهان نه ڏٺو ته الله ست آسمان ڪيئن بنايا طبقا طبق ڪري. ۽ انهن ۾ چنڊ کي روشن

فِيْهِنَّ نُوْرًا وَّجَعَلَ الشَّمْسَ سِرَاجًا ﴿١٦﴾ وَاللّٰهُ اَنْۢبَتَكُمْ مِّنَ

ڪيائين ٢٦ ۽ سج کي ڏيئو ٢٧ ۽ الله توهان کي ساوڪ وانگر زمين مان

الْاَرْضِ نَبَاتًا ﴿١٧﴾ ثُمَّ يُعِيْدُكُمْ فِيْهَا وَ يُخْرِجُكُمْ اِخْرَاجًا ﴿١٨﴾ وَاللّٰهُ

ڄمايو ٢٨ پوءِ توهان کي موٽائي انهيءَ ۾ وڃي ويندو ٢٩ ۽ وري ٻيهر ڪڍندو ٣٠ ۽ الله

جَعَلَ لَكُمُ الْاَرْضَ بِسَاطًا ﴿١٩﴾ لِّتَسْلُكُوْا مِنْهَا سُبُلًا فِجَاجًا ﴿٢٠﴾

توهان جي واسطي زمين کي فرش بنايو. جيئن ان جي ڪشادن رستن تي هلو.

ع ١ ‏ ٢٠ ‏ ٩

قَالَ نُوْحٌ رَّبِّ اِنَّهُمْ عَصَوْنِيْ وَاتَّبَعُوْا مَنْ لَّمْ يَزِدْهُ مَالُهٗ

نوح عرض ڪيو اي منهنجا رب! انهن منهنجي نافرماني ڪئي ٣١ ۽ ٣٢ اهڙي جي پٺيان لڳي پيا جنهن کي سندس مال ۽

وَوَلَدُهٗۤ اِلَّا خَسَارًا ﴿٢١﴾ وَمَكَرُوْا مَكْرًا كُبَّارًا ﴿٢٢﴾ وَ قَالُوْا لَا تَذَرُنَّ

اولاد نقصان ٿي وڌايو ٣٣ ۽ ٣٤ زبردست سازش سٽيائون ٣٥ ۽ چيائون ٣٦ هرگز نه ڇڏجو پنهنجن خدائن کي

اٰلِهَتَكُمْ وَلَا تَذَرُنَّ وَدًّا وَّلَا سُوَاعًا ۙ وَّلَا يَغُوْثَ وَ يَعُوْقَ

٣٧ ۽ قطعي نه ڇڏجو وُدّ ۽ سُوَاعَ ۽ يغوث ۽ يعوق ۽ نسر کي

وَنَسْرًا ﴿٢٣﴾ وَ قَدْ اَضَلُّوْا كَثِيْرًا ۚ وَلَا تَزِدِ الظّٰلِمِيْنَ اِلَّا ضَلٰلًا ﴿٢٤﴾

٣٨ . ۽ بيشڪ انهن گهڻن کي گمراه ڪيو ٣٩ ۽ تون ظالمن ۾ ٤٠ زياده نه ڪر مگر گمراهي ٤١

مِمَّا خَطِيْٓـٰٔتِهِمْ اُغْرِقُوْا فَاُدْخِلُوْا نَارًا ۙ فَلَمْ يَجِدُوْا لَهُمْ مِّنْ

پنهنجن ڪرتن گناهن تي ٻوڙيا ويا ٤٢ پوءِ باهه ۾ داخل ڪيا ويا ٤٣ پوءِ انهن الله جي سامهون

دُوْنِ اللّٰهِ اَنْصَارًا ﴿٢٥﴾ وَقَالَ نُوْحٌ رَّبِّ لَا تَذَرْ عَلَى الْاَرْضِ

پنهنجو ڪو به مددگار نه لڌو. ٤٤ ۽ نوح عرض ڪيو اي منهنجا رب زمين تي ڪافرن مان



ف ٢٢ مال ۽ اولاد ڪثرت سان عطا فرمائيندو. ف ٢٣ حضرت حسن رضي الله تعالىٰ عنه کان روايت آهي ته هڪ شخص وٽس آيو ۽ ان برسات جي گهٽتائي جي شڪايت ڪئي. پاڻ استغفار جو حڪم ڏنائين. ٻيو آيو ان تنگدستي جي شڪايت ڪئي، ان کي به اهوئي حڪم فرمايائين. وري ٽيون آيو ان نسل جي قلت جي شڪايت ڪئي، ته ان کي به اهوئي فرمايائين. وري چوٿون آيو اُن پنهنجي زمين جي پيداوار جي قلت جي شڪايت ڪئي، ان کي به اهوئي فرمايائين. ربيع بن صبيح حاضر هو، ان عرض ڪيو چند ماڻهو آيا، قسم قسم جون حاجتون انهن پيش ڪيون. توهان سڀني کي هڪ ئي جواب ڏنو ته استغفار ڪريو. پوءِ پاڻ هيءَ آيت پڙهيائين. (انهن حاجتن جي لاءِ اهو قرآني عمل آهي). ف ٢٤ هن طرح ته ان تي ايمان آڻيو. ف ٢٥ ڪڏهن نطفو ڪڏهن علقه (رت جو ڳ) ڪڏهن مضغه (گوشت جو ٽڪر) ايستائين جو توهان جي پيدائش پوري ڪيائين. ان جي پيدائش ۾ نظر ڪرڻ ان جي خالقيت، قدرت ۽ ان جي وحدانيت تي ايمان آڻڻ کي واجب ڪري ٿو. ف ٢٦ حضرت ابن عباس ۽ ابن عمر رضي الله تعالىٰ عنهم کان روايت آهي ته سج ۽ چنڊ جا منهن ته آسمان جي طرف آهن ۽ هر هڪ جي پٺي زمين جي طرف. پوءِ آسمانن جي نرمي ۽ نزاڪت جي ڪري انهن جي روشني سڀني آسمانن ۾ پهچي ٿي، جيتوڻيڪ چنڊ دنيا جي آسمان ۾ آهي. ف ٢٧ جو دنيا کي روشن ڪري ٿو ۽ ان جي روشني چنڊ جي روشني کان مضبوط تر آهي ۽ سج چوٿين آسمان ۾ آهي. ف ٢٨ توهان جي والد حضرت آدم عليه السلام کي انهيءَ مان پيدا ڪري. ف ٢٩ مرڻ کان پوءِ. ف ٣٠ ان مان قيامت جي ڏينهن. ف ٣١ ۽ مون جيڪو ايمان ۽ استغفار جو حڪم ڏنو هو، ان کي انهن نه مڃيو. ف ٣٢ انهن جا غريب عوام ۽ ننڍا ماڻهو سرڪش رئيسن ۽ مال ۽ اولاد وارن جا تابع ٿيا. ف ٣٣ ۽ اهو مال جي غرور ۾ مست ٿي ڪري ڪفر ۽ سرڪشي ۾ وڌندو رهيو. ف ٣٤ انهن رئيسن. ف ٣٥ جو انهن حضرت نوح عليه السلام جي تڪذيب ڪئي ۽ ڪين ۽ سندن تابعدارن کي ايذاء پهچايائون. ف ٣٦ ڪافر رئيسن پنهنجي عوام کي. ف ٣٧ يعني انهن جي عبادت نه ڇڏجو. ف ٣٨ هي انهن جي بُتن جا نالا آهن، جن کي اهي پوڄيندا هئا. بُت ته انهن جا گهڻا هئا، مگر هي پنج اُنهن وٽ وڏي عظمت وارا هُئا، وَدّ مرد جي صورت تي هو، سُواع عورت جي صورت تي، يغوث شينهن جي شڪل ۽ يعوق گهوڙي جي شڪل ۽ نسر ڪرگس (رڳجهه) جي شڪل ۾ هو. هي بت نوح جي قوم کان منتقل ٿي ڪري عربن ۾ پهتا ۽ مشرڪن جي قبيلن مان هر هڪ هڪ کي خاص ڪري پنهنجي لاءِ ورتو. ف ٣٩ يعني اهي بُت گهڻن ماڻهن جي لاءِ گمراهي جو سبب ٿيا يا هي معنىٰ آهي ته قوم جي رئيسن بُتن جي عبادت جو حڪم ڪري گهڻن ماڻهن کي گمراهه ڪري ڇڏيو. ف ٤٠ جيڪي بُتن کي پوڄن ٿا. ف ٤١ هيءَ حضرت نوح عليه السلام جي دعا آهي، جڏهن کيس وحي سان معلوم ٿيو ته جيڪي ماڻهو ايمان آڻي چُڪا قوم مان، تن کان سواءِ ٻيا ماڻهو ايمان آڻڻ وارا نه آهن. تڏهن پاڻ اها دعا ڪيائين. ف ٤٢ طوفان ۾. ف ٤٣ غرق ٿيڻ کان پوءِ. ف ٤٤ جيڪو انهن کي عذاب الاهي کان بچائي سگهي ها.

مِنَ الْكٰفِرِيْنَ دَيَّارًا ﴿٢٦﴾ اِنَّكَ اِنْ تَذَرْهُمْ يُضِلُّوْا عِبَادَكَ وَلَا

ڪو بہ وسندڙ گهر نہ ڇڏ. بيشڪ جيڪڏهن تون انهن کي رهڻ ڏيندين وٽ٤٥ تہ تنهنجي ٻانهن کي گمراهہ ڪندا ۽ انهن جي

يَلِدُوْٓا اِلَّا فَاجِرًا كَفَّارًا ﴿٢٧﴾ رَبِّ اغْفِرْ لِيْ وَلِوَالِدَيَّ وَلِمَنْ

اولاد ڏيندي تہ اها بہ بدڪار ۽ ناشڪري ڏيندي وٽ٤٦ اي منهنجا رب منهنجي بخشش فرماءِ منهنجي ماءُ ۽ پيءُ جي وٽ٤٧

دَخَلَ بَيْتِيَ مُؤْمِنًا وَّلِلْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنٰتِ ۭ وَلَا تَزِدِ

۽ ان جي بہ جيڪو ايمان سان منهنجي گهر ۾ آهي ۽ سمورن مسلمان مردن ۽ مسلمان عورتن جي ۽

الظّٰلِمِيْنَ اِلَّا تَبَارًا ﴿٢٨﴾

ڪافرن ۾ نہ وڌاءِ مگر تباهي وٽ٤٨

ع ٢ — النصف ٨ — ١٠

سُوْرَةُ الْجِنِّ مَكِّيَّةٌ ٧٢ — ٤٠ | بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ | اٰيَاتُهَا ٢٨ — رُكُوْعَاتُهَا ٢

سورة جن مڪي آهي ۾ الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) وٽ١ : ان ۾ اٺاويهہ آيتون ۽ بہ رڪوع آهن

قُلْ اُوْحِيَ اِلَيَّ اَنَّهُ اسْتَمَعَ نَفَرٌ مِّنَ الْجِنِّ فَقَالُوْٓا اِنَّا سَمِعْنَا

تون فرماءِ وٽ٢ مون کي وحي ٿي تہ ڪجهہ جنن وٽ٣ منهن جو پڙهڻ ڪن لائي ٻڌو وٽ٤ پوءِ چيائون وٽ٥ اسان هڪ عجيب قرآن

قُرْاٰنًا عَجَبًا ﴿١﴾ يَّهْدِيْٓ اِلَى الرُّشْدِ فَاٰمَنَّا بِهٖ ۭ وَلَنْ نُّشْرِكَ بِرَبِّنَآ

ٻڌو وٽ٦ جيڪو ڀلائي جي راهہ ٻڌائي ٿو وٽ٧ پوءِ اسان ان تي ايمان آندو ۽ هرگز ڪنهن کي بہ پنهنجي رب جو شريڪ نہ

اَحَدًا ﴿٢﴾ وَّاَنَّهٗ تَعٰلٰى جَدُّ رَبِّنَا مَا اتَّخَذَ صَاحِبَةً وَّلَا وَلَدًا ﴿٣﴾ وَّاَنَّهٗ

ڪندا سي. ۽ هيءُ تہ اسان جي رب جو شان نهايت بلند آهي، نہ انهيءَ زال اختيار ڪئي ۽ نہ اولاد وٽ٨. ۽ هي

كَانَ يَقُوْلُ سَفِيْهُنَا عَلَى اللّٰهِ شَطَطًا ﴿٤﴾ وَّاَنَّا ظَنَنَّآ اَنْ لَّنْ

تہ اسان مان بي وقوف الله تي وڌي چڙهي ڳالهيون ڪندو هو. وٽ٩ ۽ هيءُ تہ اسان جو خيال هو تہ

تَقُوْلَ الْاِنْسُ وَالْجِنُّ عَلَى اللّٰهِ كَذِبًا ﴿٥﴾ وَّاَنَّهٗ كَانَ رِجَالٌ مِّنَ

انسان ۽ جن الله تي هرگز ڪوڙ نہ ڳالهائيندا وٽ١٠ ۽ هي تہ انسانن مان ڪي مرد جنن جي ڪجهہ مردن

الْاِنْسِ يَعُوْذُوْنَ بِرِجَالٍ مِّنَ الْجِنِّ فَزَادُوْهُمْ رَهَقًا ﴿٦﴾ وَّاَنَّهُمْ

جي پناهہ وٺندا هئا وٽ١١ پوءِ ان سان انهن جي وڏائي ويتر وڌي. ۽ هيءُ تہ انهن

ظَنُّوْا كَمَا ظَنَنْتُمْ اَنْ لَّنْ يَّبْعَثَ اللّٰهُ اَحَدًا ﴿٧﴾ وَّاَنَّا لَمَسْنَا السَّمَاۗءَ

وٽ١٢ گمان ڪيو جيئن توهان کي گمان آهي وٽ١٣ تہ الله هرگز رسول نہ موڪليندو ۽ هي تہ اسان آسمان کي ڇهيو (جاچيو) وٽ١٤



وٽ٤٥ ۽ هلاڪ نہ فرمائيندين. وٽ٤٦ هي حضرت نوح عليہ السلام کي وحي سان معلوم ٿي چڪو هو ۽ حضرت نوح عليہ السلام پنهنجي ۽ پنهنجي والدين ۽ مؤمن مردن ۽ مؤمن عورتن جي لاءِ دعا فرمائي. وٽ٤٧ جو اُهي بہ مؤمن هئا. وٽ٤٨ الله تعالیٰ حضرت نوح عليہ السلام جي دعا قبول فرمائي ۽ سندس قوم جي سمورن ڪافرن کي عذاب سان هلاڪ ڪري ڇڏيو. وٽ١ سورة جن مڪي آهي، هن ۾ ٻہ رڪوع اٺاويهہ آيتون ٻہ سو پنجاسي ڪلما ۽ اٺ سو ستر حرف آهن. وٽ٢ اي محبوب مصطفیٰ صلی الله تعالیٰ عليہ وآلہ وسلم! وٽ٣ نصيبين جي جن جو تعداد مفسرن نو بيان ڪيو آهي. وٽ٤ فجر جي نماز ۾ مڪہ مڪرمہ ۽ طائف جي وچ ۾ نخلہ جي مقام تي. وٽ٥ انهن جنن پنهنجي قوم ۾ وڃي ڪري. وٽ٦ جيڪو پنهنجي فصاحت ۽ بلاغت ۽ مضمونن جي خوبي ۽ معنیٰ جي بلندي ۾ اهڙو نادر آهي جو مخلوق جو ڪلام ان سان ڪا نسبت نہ ٿو رکي ۽ ان جو هي شان آهي. وٽ٧ يعني توحيد ۽ ايمان جي. وٽ٨ جيئن ڪافر جن ۽ انسان چوندا آهن. وٽ٩ ڪوڙ ڳالهائيندو هو، بي ادبي ڪندو هو، جو ان جي لاءِ شريڪ، اولاد ۽ گهرواري ٻڌائيندو هو. وٽ١٠ ۽ ان تي بهتان نہ هڻندا، هن ڪري اسان سندن ڳالهين جي تصديق ڪندا هئاسون، جيڪو ڪجهہ اهي شان الاهي ۾ چوندا هئا ۽ خداوند عالم جي طرف گهرواري ۽ ٻار جي نسبت ڪندا هئا ايستائين جو قرآن ڪريم جي هدايت سان اسان کي انهن جو ڪوڙ ۽ بهتان ظاهر ٿي ويو وٽ١١ جڏهن سفر ۾ ڪنهن خوفناڪ مقام تي ترسندا آهن تہ چوندا آهن تہ اسان هن جڳهہ جي سردار جي پناهہ گهرون ٿا هتان جي شريرن کان. وٽ١٢ يعني قريش جي ڪافرن. وٽ١٣ اي جنو! وٽ١٤ يعني آسمان وارن جو ڪلام ٻڌڻ جي لاءِ دنيا جي آسمان تي چڙهڻ گهريو.

فَوَجَدْنٰهَا مُلِئَتْ حَرَسًا شَدِيْدًا وَّشُهُبًا ﴿٨﴾ وَّاَنَّا كُنَّا نَقْعُدُ مِنْهَا

پوءِ اسان ان کي ڏٺوسين جو (١٥) پريو پيو آهي سخت پهري ۽ باهه جي اُمارن سان (١٦) ۽ هي ته اسان (١٧) آڳي آسمان ۾

مَقَاعِدَ لِلسَّمْعِ ؕ فَمَنْ يَّسْتَمِعِ الْاٰنَ يَجِدْ لَهٗ شِهَابًا رَّصَدًا ﴿٩﴾

ٻڌڻ جي واسطي ڪن موقعن تي ويهندا هئاسين پوءِ هاڻي (١٨) جيڪو ٻڌڻ چاهي سو پنهنجي انتظار ۾ باهه جي اماڙي لهندو (١٩).

وَّاَنَّا لَا نَدْرِيْۤ اَشَرٌّ اُرِيْدَ بِمَنْ فِى الْاَرْضِ اَمْ اَرَادَ بِهِمْ

۽ هي ته اسان کي معلوم نه آهي ته جو (٢٠) زمين وارن سان ڪنهن بُرائي جو ارادو فرمايو ويو آهي يا انهن جي رب سان ڪن

رَبُّهُمْ رَشَدًا ﴿١٠﴾ وَّاَنَّا مِنَّا الصّٰلِحُوْنَ وَمِنَّا دُوْنَ ذٰلِكَ ؕ كُنَّا

ڪنهن ڀلائي جو ارادو ڪيو. ۽ هي ته اسان مان (٢١) ڪي نيڪ آهن (٢٢) ۽ ڪي ٻي طرح جا آهن اسان ڪيترن ئي رستن

طَرَآئِقَ قِدَدًا ﴿١١﴾ وَّاَنَّا ظَنَنَّاۤ اَنْ لَّنْ نُّعْجِزَ اللّٰهَ فِى الْاَرْضِ وَلَنْ

۾ ورهايل آهيون (٢٣). ۽ هي ته اسان کي يقين ٿيو ته زمين ۾ الله جي قبضي مان هرگز نڪري نه سگهنداسين ۽ نه ئي

نُّعْجِزَهٗ هَرَبًا ﴿١٢﴾ وَّاَنَّا لَمَّا سَمِعْنَا الْهُدٰۤى اٰمَنَّا بِهٖ ؕ فَمَنْ يُّؤْمِنْۢ بِرَبِّهٖ

ڀڄي ڪري ان جي قابو کان ٻاهر ٿي سگهون. ۽ هي ته اسان جڏهن هدايت ٻڌي (٢٤) ان تي ايمان آندو پوءِ جيڪو پنهنجي رب تي ايمان آڻي

فَلَا يَخَافُ بَخْسًا وَّلَا رَهَقًا ﴿١٣﴾ وَّاَنَّا مِنَّا الْمُسْلِمُوْنَ وَمِنَّا الْقٰسِطُوْنَ ؕ

ان کي نه ڪنهن ڪمي جو خوف (٢٥) ۽ نه زيادتي جو (٢٦). ۽ هي ته اسان ۾ ڪي مسلمان آهن ۽ اسان مان ئي

فَمَنْ اَسْلَمَ فَاُولٰٓئِكَ تَحَرَّوْا رَشَدًا ﴿١٤﴾ وَاَمَّا الْقٰسِطُوْنَ فَكَانُوْا

ڪي ظالم (٢٧) پوءِ جن اسلام قبول ڪيو انهن ڀلائي سوچي (٢٨) ۽ باقي رهيا ظالم (٢٩) پوءِ اهي

لِجَهَنَّمَ حَطَبًا ﴿١٥﴾ وَّاَنْ لَّوِ اسْتَقَامُوْا عَلَى الطَّرِيْقَةِ لَاَسْقَيْنٰهُمْ مَّآءً

جهنم جو ٻارڻ آهن (٣٠). ۽ فرمايو ته مون کي هي وحي ٿي ته جيڪڏهن اهي (٣١) سڌي وات تي رهن ها (٣٢) ته اسان ضرور انهن کي

غَدَقًا ﴿١٦﴾ لِّنَفْتِنَهُمْ فِيْهِ ؕ وَمَنْ يُّعْرِضْ عَنْ ذِكْرِ رَبِّهٖ يَسْلُكْهُ

گهڻو پاڻي ڏيون ها (٣٣) جو ان تي انهن کي آزمايون ۽ جيڪو پنهنجي رب جي ياد کان منهن موڙي (٣٥) اهو ان کي

عَذَابًا صَعَدًا ﴿١٧﴾ وَّاَنَّ الْمَسٰجِدَ لِلّٰهِ فَلَا تَدْعُوْا مَعَ اللّٰهِ اَحَدًا ﴿١٨﴾ وَّ

چڙهندڙ عذاب ۾ داخل ڪندو (٣٦) ۽ هي ته مسجدون (٣٧) الله جون ئي آهن پوءِ الله سان گڏ ڪنهن جي عبادت نه ڪريو (٣٨).

اَنَّهٗ لَمَّا قَامَ عَبْدُ اللّٰهِ يَدْعُوْهُ كَادُوْا يَكُوْنُوْنَ عَلَيْهِ لِبَدًا ﴿١٩﴾

۽ هي ته جڏهن الله جو ٻانهو (٣٩) ان جي عبادت جي واسطي بيٺو (٤٠) پوءِ ويجهو هو ته اهي جن ان تي انبوهه ڪري ڪري ڇڙي وڃن (٤١)

ع ١ ‏١٩ ‏١١

منزل ٧

(١٥) ملائڪن جي. (١٦) ته جيئن جنن کي آسمان وارن جي ڳالهين ٻڌڻ جي لاءِ آسمان تائين پهچڻ کان روڪيو وڃي. (١٧) محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن جي بعثت کان. (١٨) محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن جي بعثت کان پوءِ. (١٩) جنهن سان ان کي ماريو وڃي. (٢٠) اسان جي هن بندش ۽ روڪ سان. (٢١) قرآن ڪريم ٻڌڻ کان پوءِ. (٢٢) مؤمن مخلص متقي ۽ نيڪ. (٢٣) فرقا فرقا مختلف. (٢٤) يعني قرآن پاڪ. (٢٥) يعني نيڪين ۽ ثواب جي ڪمي جو. (٢٦) برائين جو. (٢٧) حق کان ڦريل ڪافر. (٢٨) ۽ هدايت ۽ سچي وات کي پنهنجو مقصود بنايو. (٢٩) ڪافر سچي وات کان ڦريل. (٣٠) هن آيت مان ثابت ٿئي ٿو ته ڪافر جن جهنم جي باهه جي عذاب ۾ گرفتار ڪيا ويندا. (٣١) يعني انسان. (٣٢) يعني دين حق ۽ اسلام جي طريقي تي. (٣٣) گهڻو مراد رزق جي ڪشادگي آهي ۽ هي واقعو ان وقت جو آهي، جڏهن ستن سالن تائين اهي برسات کان محروم ڪيا ويا هئا، معنىٰ هي آهي ته جيڪڏهن اهي مٿو ايمان آڻن ها ته اسان دنيا ۾ انهن تي رزق ڪشادو ڪريون ها ۽ انهن کي گهڻو پاڻي ۽ عيش گذران عنايت فرمايون ها. (٣٤) ته اهي ڪيئن شڪرگذاري ڪن ٿا. (٣٥) قرآن کان يا توحيد ۽ عبادت کان. (٣٦) جنهن جي سختي گهڙي گهڙي وڌندي. (٣٧) يعني اهي مڪان جيڪي نماز جي لاءِ ٺاهيا ويا. (٣٨) جيئن يهودين ۽ نصرانين جو طريقو هو جو اهي پنهنجن گرجائن ۽ عبادت خانن ۾ شرڪ ڪندا هئا. (٣٩) يعني سيد عالم محبوب محمد مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن نخله جي وادي ۾ فجر جي وقت. (٤٠) يعني نماز پڙهڻ. (٤١) ڇو ته انهن کي محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن جي عبادت، تلاوت ۽ سندن صحابه ڪرام جي اقتدا نهايت عجيب ۽ پسنديده معلوم ٿي. ان کان اڳ انهن ڪڏهن اهڙو منظر نه ڏٺو هو ۽ اهڙو بي مثل ڪلام نه ٻڌو هو.

قُلْ اِنَّمَآ اَدْعُوْا رَبِّیْ وَلَآ اُشْرِكُ بِهٖٓ اَحَدًا ﴿٢٠﴾ قُلْ اِنِّیْ لَآ اَمْلِكُ

تون فرماءِ مان تہ پنھنجي رب جي ئي عبادت ڪيان ٿو ۽ ڪنھن کي بہ ان جو شريڪ نہ ٿو ناھيان. تون فرماءِ مان توھان جي

لَكُمْ ضَرًّا وَّلَا رَشَدًا ﴿٢١﴾ قُلْ اِنِّیْ لَنْ یُّجِیْرَنِیْ مِنَ اللّٰهِ اَحَدٌ ۙ

ڪنھن چڱي مٺي جو مالڪ نہ آھيان. تون فرماءِ ھرگز مون کي الله کان ڪو بہ نہ بچائيندو ۽ وٽا

وَّلَنْ اَجِدَ مِنْ دُوْنِهٖ مُلْتَحَدًا ﴿٢٢﴾ اِلَّا بَلٰغًا مِّنَ اللّٰهِ وَ رِسٰلٰتِهٖ ؕ

۽ ان کان سواءِ ڪنھن ورت بہ ھرگز پناھ نہ لھندس. مگر الله جو پيغام پھچائيندي ۽ سندس رسالتون (احڪام) وٽا

وَمَنْ یَّعْصِ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ فَاِنَّ لَهٗ نَارَ جَهَنَّمَ خٰلِدِیْنَ فِیْهَاۤ

۽ جيڪو الله ۽ ان جي رسول جو حڪم نہ مڃي وٿا پوءِ بيشڪ انھن جي واسطي جھنم جي باھ آھي جنھن ۾ ھميشہ ھميشہ رھندا

اَبَدًا ؕ ﴿٢٣﴾ حَتّٰۤى اِذَا رَاَوْا مَا یُوْعَدُوْنَ فَسَیَعْلَمُوْنَ مَنْ اَضْعَفُ

ايستائين جو جڏھن ڏسندا وٿا جيڪو سانن وعدو ڪيو وڃي ٿو پوءِ اجھو معلوم ڪري وٺندا تہ ڪنھن جا مددگار

نَاصِرًا وَّ اَقَلُّ عَدَدًا ﴿٢٤﴾ قُلْ اِنْ اَدْرِیْۤ اَقَرِیْبٌ مَّا تُوْعَدُوْنَ

ڪمزور ۽ ڪنھن جي ڳڻپ گھٽ آھي وٿا تون فرماءِ مان نٿو ڄاڻان آيا ويجھو آھي اھو جنھن جو توھان کي وعدو ڏنو وڃي ٿو

اَمْ یَجْعَلُ لَهٗ رَبِّیْۤ اَمَدًا ﴿٢٥﴾ عٰلِمُ الْغَیْبِ فَلَا یُظْهِرُ عَلٰى غَیْبِهٖۤ

يا منھنجو رب ان کي ڪو ڦقفو ڏيندو وٿا غيب جاڻڻ وارو پوءِ پنھنجي غيب تي وٿا ڪنھن کي بہ مسلط (غالب) نہ ڪندو آھي

اَحَدًا ﴿٢٦﴾ اِلَّا مَنِ ارْتَضٰى مِنْ رَّسُوْلٍ فَاِنَّهٗ یَسْلُكُ مِنْۢ بَیْنِ

وٿا. سواءِ پنھنجي پسنديدہ رسولن جي وٿا پوءِ بيشڪ انھن جي اڳيان پٺيان

یَدَیْهِ وَمِنْ خَلْفِهٖ رَصَدًا ﴿٢٧﴾ لِّیَعْلَمَ اَنْ قَدْ اَبْلَغُوْا رِسٰلٰتِ رَبِّهِمْ

پھرو مقرر ڪري ڇڏي ٿو وٿا جيئن ڏسي تہ انھن پنھنجي رب جا پيغام پھچائي ڇڏيا

وَاَحَاطَ بِمَا لَدَیْهِمْ وَاَحْصٰى كُلَّ شَیْءٍ عَدَدًا ﴿٢٨﴾

۽ ان جي علم ۾ آھي جو ڪجھ بہ انھن وٽ آھي ۽ ان ھر شيءِ جي ڳڻپ ڳڻي (شمار ڪري) ڇڏي آھي وٿا

ع ٢ ‏ ٩ ‏ ١٢

سُوْرَةُ الْمُزَّمِّلِ ٧٣ مَكِّيَّةٌ ٣ ‏ بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِیْمِ ‏ اٰیَاتُهَا ٢٠ رُكُوْعَاتُهَا ٢

سورة مزمل مڪي آھي ۽ ھن ۾ : الله نھايت مھربان ٻاجھاري جي نالي سان (شروع) وٽا : ويھہ آيتون ۽ ٻہ رڪوع آھن

یٰۤاَیُّهَا الْمُزَّمِّلُ ﴿١﴾ قُمِ الَّیْلَ اِلَّا قَلِیْلًا ﴿٢﴾ نِّصْفَهٗۤ اَوِ انْقُصْ

اي چادر ويڪيندڙ وٽا رات ۾ قيام ڪر وٽا مگر رات جو ڪجھ حصو وٽا اڌ رات يا ان کان بہ ڪجھ گھٽ ڪر



وٽا جيئن حضرت صالح عليہ السلام فرمايو ھو فَمَنْ يَّنْصُرُنِيْ مِنَ اللّٰهِ اِنْ عَصَيْتُهٗ. وٽا ھي منھنجو فرض آھي، جنھن کي پورو ڪريان ٿو. وٽا ۽ انھن تي ايمان نہ آڻي. وٽا اھو عذاب. وٽا ڪافر جي يا مؤمن جي يعني ان ڏينھن ڪافر جو ڪو مددگار نہ ھوندو ۽ مؤمن جي مدد الله تعالیٰ ۽ ان جا نبي سڳورا ۽ ملائڪ سڀ فرمائيندا. شان نزول: نضر بن حارث چيو ھو تہ ھي واعدو ڪڏھن پورو ٿيندو، ان جي جواب ۾ ايندڙ آيت نازل ٿي. وٽا يعني عذاب جي وقت جو علم غيب آھي، جنھن کي الله تعالیٰ ئي ڄاڻي. وٽا يعني پنھنجي خاص غيب تي جنھن سان اھو منفرد آھي. (خازن، بيضاوي وغيره). وٽا يعني پوري اطلاع نہ ٿو ڏي، جنھن سان حقيقتن جو پورو ڪلي يقين جي اعلیٰ درجي سان حاصل ٿئي. وٽا پوءِ انھن کي غيب تي مسلط ڪري ٿو ۽ ڪامل اطلاع ۽ پورو ڪشف عطا فرمائي ٿو ۽ ھي علم غيب انھن جي لاءِ معجزو ٿئي ٿو. جيتوڻيڪ اولياءِ ڪرام کي غيب تي اطلاع ڏنو وڃي ٿو، مگر نبين سڳورن جو علم ڪشف ۽ صفائي جي اعتبار سان اولياءِ ڪرام جي علم کان تمام بلند، بالا، ارفع ۽ اعلیٰ آھي. اولياءِ ڪرام جا علم انبياءِ ڪرام جي وساطت سان ئي ۽ انھن جي ئي فيض سان ٿين ٿا. معتزلہ ھڪ گمراھ فرقو آھي، اھو اولياءِ ڪرام جي لاءِ علم غيب جو قائل نہ آھي، ان جو خيال باطل ۽ گھڻين حديثن جي خلاف آھي ۽ ھن آيت سان انھن جو دليل پڪڙڻ صحيح نہ آھي. مٿي ذڪر ڪيل بيان ۾ ان جو اشارو ڪيو ويو آھي، سيد الرسل خاتم الانبياء محبوب محمد مصطفیٰ صلی الله تعالیٰ عليہ واٰلہٖ وسلم جن مرتضیٰ رسولن ۾ سڀني کان اعلیٰ آھن. الله تعالیٰ کين سمورن شين جا علم عطا فرمايا، جيئن صحاح جي معتبر حديثن مان ثابت آھي ۽ ھيءَ آيت حضور محبوب سائين جن جي ۽ سڀني مرتضیٰ رسولن جي لاءِ غيب جو علم ثابت ڪري ٿي. وٽا ملائڪن کي جيڪي سندن حفاظت ڪن ٿا. وٽا ھن مان ثابت ٿيو تہ سمورين شين معدود ۽ محصور ۽ متناھي آھن ❖ ❖ ❖ ❖ ❖ ❖

وٽا سُورة مزمل مڪي آھي، ھن ۾ ٻہ رڪوع، ويھہ آيتون، ٻہ سؤ پنجاسي ڪلما ۽ اٺ سؤ اٺيتاليھہ حرف آھن. وٽا يعني پنھنجن ڪپڙن سان ويڙھجڻ وارا. ھن آيت جي شان نزول ۾ ڪيترائي قول آھن. ڪن مفسرن چيو تہ وحي جي شروعاتي وقت ۾ محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليہ واٰلہٖ وسلم جن خوف کان پنھنجن ڪپڙن ۾ ويڙھجي ويندا ھئا، اھڙي حالت ۾ کين حضرت جبرئيل يَآ اَيُّهَا الْمُزَّمِّلُ چئي ڪري سڏيو. ھڪ قول ھي آھي تہ محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليہ واٰلہٖ وسلم جن چادر ۾ ويڙھجي آرام فرمائي رھيا ھئا، ان حالت ۾ پياري سڳورن کي ندا ڪئي وئي يَآ اَيُّهَا الْمُزَّمِّلُ. بھرحال ھيءَ ندا ٻڌائي ٿي تہ محبوب سائين جي ھر ادا پياري آھي ۽ ھي بہ چيو ويو آھي تہ ان جي معنیٰ ھيءَ آھي تہ نبوت ۽ رسالت جي چادر جا حامل ۽ لائق. وٽا نماز ۽ عبادت سان. وٽا يعني ٿورو حصو آرام جي لاءِ ھجي، باقي رات عبادت ۾ گذاريو. ھاڻي اھا باقي ڪيتري آھي، ان جو تفصيل اڳتي ارشاد فرمايو وڃي ٿو.

مِنْهُ قَلِيْلًا ﴿٣﴾ اَوْ زِدْ عَلَيْهِ وَرَتِّلِ الْقُرْاٰنَ تَرْتِيْلًا ﴿٤﴾ اِنَّا سَنُلْقِيْ

يا ان تي ڪجهه زياده ڪر ٥ ۽ قرآن خوب ٺهرائي ٺهرائي پڙهه ٦ بيشڪ عنقريب توتي هڪ وزني ڳالهه القاء

عَلَيْكَ قَوْلًا ثَقِيْلًا ﴿٥﴾ اِنَّ نَاشِئَةَ الَّيْلِ هِيَ اَشَدُّ وَطْاً وَّ اَقْوَمُ

ڪنداسي ٧ بيشڪ رات جو اٿڻ ٨ نفس تي زياده سخت آهي دٻاءَ ۾ ٩ ۽ ڳالهه وڌيڪ سڌي طرح نڪري ٿي

قِيْلًا ﴿٦﴾ اِنَّ لَكَ فِي النَّهَارِ سَبْحًا طَوِيْلًا ﴿٧﴾ وَاذْكُرِ اسْمَ رَبِّكَ وَ

١٠ بيشڪ ڏينهن ۾ ته توکي گهڻا ڪم آهن ١١ ۽ پنهنجي رب جو نالو ياد ڪر ١٢

تَبَتَّلْ اِلَيْهِ تَبْتِيْلًا ﴿٨﴾ رَبُّ الْمَشْرِقِ وَالْمَغْرِبِ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ

۽ سڀني کان ڇڄي فقط انهيءَ جو ٿي رهه ١٣ اهو اوڀر جو رب ۽ اولهه جو رب ان کان سواءِ ڪو به معبود نه آهي پوءِ

فَاتَّخِذْهُ وَكِيْلًا ﴿٩﴾ وَاصْبِرْ عَلٰى مَا يَقُوْلُوْنَ وَاهْجُرْهُمْ هَجْرًا

تون انهيءَ کي پنهنجو ڪارساز بناءِ ١٤ ۽ ڪافرن جي ڳالهين تي صبر فرماءِ ۽ انهن کي ڇڏي ڏي چڱي نموني

جَمِيْلًا ﴿١٠﴾ وَذَرْنِيْ وَالْمُكَذِّبِيْنَ اُولِي النَّعْمَةِ وَمَهِّلْهُمْ قَلِيْلًا ﴿١١﴾

١٥ ۽ مون تي ڇڏ انهن تڪذيب ڪندڙ مالدارن کي ۽ انهن کي ٿوري مهلت ڏي ١٦

اِنَّ لَدَيْنَآ اَنْكَالًا وَّجَحِيْمًا ﴿١٢﴾ وَّطَعَامًا ذَا غُصَّةٍ وَّعَذَابًا اَلِيْمًا ﴿١٣﴾

بيشڪ اسان وٽ وزني بيڙيون آهن ۽ ڀڙڪندڙ باهه ۽ نڙيءَ ۾ ڦاسي پوندڙ کاڌو ۽ دردناڪ عذاب ١٨

يَوْمَ تَرْجُفُ الْاَرْضُ وَالْجِبَالُ وَكَانَتِ الْجِبَالُ كَثِيْبًا مَّهِيْلًا ﴿١٤﴾

جنهن ڏينهن نه لڏي ۾ ايندا زمين ۽ جبل ١٩ ۽ جبل ٿي ويندا واريءَ جا وهندڙ ڍڳا.

اِنَّآ اَرْسَلْنَآ اِلَيْكُمْ رَسُوْلًا ۙ شَاهِدًا عَلَيْكُمْ كَمَآ اَرْسَلْنَآ اِلٰى

بيشڪ اسان توهان جي طرف هڪ رسول موڪليو ٢٠ جو توهان تي شاهد (حاضر ناظر) آهي ٢١ جيئن اسان

فِرْعَوْنَ رَسُوْلًا ﴿١٥﴾ فَعَصٰى فِرْعَوْنُ الرَّسُوْلَ فَاَخَذْنٰهُ اَخْذًا

فرعون جي طرف رسول موڪليو ٢٢ پوءِ فرعون ان رسول جو حڪم نه مڃيو پوءِ اسان ان کي پڪڙ ڪئي سخت پڪڙ

وَّبِيْلًا ﴿١٦﴾ فَكَيْفَ تَتَّقُوْنَ اِنْ كَفَرْتُمْ يَوْمًا يَّجْعَلُ الْوِلْدَانَ

پوءِ ڪيئن بچندو ٢٣ جيڪڏهن ٢٤ ڪفر ڪيو ان ڏينهن جو ٢٥ جيڪو ٻارن کي پوڙها ڪري ڇڏيندو

شِيْبًا ﴿١٧﴾ السَّمَآءُ مُنْفَطِرٌۢ بِهٖ ۚ كَانَ وَعْدُهٗ مَفْعُوْلًا ﴿١٨﴾ اِنَّ هٰذِهٖ

٢٦ جنهن جي صدمي کان آسمان چيرجي پوندو الله جو واعدو پورو ٿي رهڻو آهي. بيشڪ اها نصيحت آهي



٥ مراد هيءَ آهي ته توهان کي اختيار ڏنو ويو آهي ته قيام اڌ رات کان گهٽ هجي يا اڌ رات يا ان کان زياده هجي (بيضاوي). ان قيام مان مُراد تهجد آهي جيڪو اسلام جي شروعات ۾ واجب ۽ ٻئي قول مطابق فرض هو. محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن ۽ صحابڪرام رات جو قيام فرمائيندا هئا ۽ ماڻهو نه ڄاڻندا هئا ته رات جو ٽيون حصو يا اڌ رات يا رات جو ٻه ٽهايون ڪڏهن ٿيون ته پوءِ اهي سموري رات ۾ قيام ڪندا هئا ۽ صبح تائين نمازون پڙهندا هئا هن انديشي کان ته قيام قدر واجب کان گهٽ نه ٿي وڃي ايستائين جو انهن سڳورن جا پير سُڄي ويندا هُئا. وري اهو حڪم هڪ سال کان پوءِ منسوخ ٿي ويو ۽ ان جو ناسخ به انهيءَ سورة ۾ آهي فَاقْرَءُوْا مَا تَيَسَّرَ مِنْهُ. ٦ وقفن جي نگهباني ۽ مخرجن جي ادا سان گڏ ۽ حرفن کي مخرجن سان، صحيح امڪان سان ادا ڪرڻ نماز ۾ فرض آهي. ٧ يعني نهايت جليل ۽ با عظمت. ان مان مُراد قرآن مجيد آهي. هي به چيو ويو آهي ته معنيٰ هيءَ آهي ته اسان توهان تي قرآن پاڪ نازل فرمائينداسون، جنهن ۾ امر، نواهي ۽ سخت تڪليفون آهن جيڪي مڪلفين تي ڳريون ٿينديون. ٨ سمهڻ کان پوءِ. ٩ بنسبت ڏينهن جي نماز جي. ١٠ جو ته اهو وقت سُڪون ۽ اطمينان جو آهي، شور ۽ شغب کان امن ٿئي ٿو، اخلاص پورو ۽ ڪامل ٿئي ٿو، ڏيکاءُ ۽ رياءِ جو موقعو نه ٿو ٿئي. ١١ رات جو وقت عبادت جي لاءِ خوب فراغت جو آهي. ١٢ رات ۽ ڏينهن جي مڙني وقتن ۾ تسبيح، تهليل، نماز، تلاوت، قرآن شريف درس ۽ علم وغيره سان ۽ هي به چيو ويو آهي ته ان جي معنيٰ هيءَ آهي ته پنهنجي قراءة جي ابتدا ۾ بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ پڙهو. ١٣ يعني عبادت ۾ انقطاع جي صفت هجي ته دل الله تعالىٰ کان سواءِ ڪنهن ٻئي جي طرف مشغول نه ٿئي، سڀيئي تعلقات ختم ٿي وڃن انهيءَ جي طرف توجه رهي. ١٤ ۽ پنهنجو ڪم ان جي طرف حوالي ڪريو. ١٥ وَهٰذَا مَنْسُوْخٌ بِاٰيَةِ الْقِتَالِ.

١٦ بدر تائين يا قيامت جي ڏينهن تائين. ١٧ آخرت ۾. ١٨ انهن جي لاءِ جن محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي تڪذيب ڪئي. ١٩ اهو قيامت جو ڏينهن هوندو. ٢٠ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم. ٢١ مؤمن جي ايمان ۽ ڪافر جي ڪفر کي ڄاڻن ٿا. ٢٢ حضرت موسىٰ عليه السلام. ٢٣ عذاب الاهي کان. ٢٤ دنيا ۾. ٢٥ يعني قيامت جي ڏينهن، جيڪو نهايت هولناڪ هوندو. ٢٦ پنهنجيءَ دهشت جي شدت کان.

تَذْكِرَةٌ ۚ فَمَنْ شَآءَ اتَّخَذَ اِلٰى رَبِّهٖ سَبِيْلًا ﴿١٩﴾ اِنَّ رَبَّكَ يَعْلَمُ

پوءِ جيڪو شخص گهري ته پنهنجي رب جي طرف واٽ وٺي ٢٧ بيشڪ تنهنجو رب ڄاڻي ٿو ته تون قيام ڪرين ٿو

اَنَّكَ تَقُوْمُ اَدْنٰى مِنْ ثُلُثَيِ الَّيْلِ وَنِصْفَهٗ وَثُلُثَهٗ وَطَآئِفَةٌ

ڪڏهن رات جي ٻن ٽهاين جي قريب ڪڏهن اڌ رات ۽ ڪڏهن ٽهائي ۽ هڪ جماعت تنهنجي

مِّنَ الَّذِيْنَ مَعَكَ ؕ وَاللّٰهُ يُقَدِّرُ الَّيْلَ وَالنَّهَارَ ؕ عَلِمَ اَنْ لَّنْ

ساٿين مان ٢٨ ۽ الله رات ۽ ڏينهن جو اندازو فرمائي ٿو ان کي معلوم آهي ته اي مسلمانو توهان کان رات جو شمار

تُحْصُوْهُ فَتَابَ عَلَيْكُمْ فَاقْرَءُوْا مَا تَيَسَّرَ مِنَ الْقُرْاٰنِ ؕ عَلِمَ

نه ٿي سگهندو ٢٩ پوءِ ان پنهنجي مهر سان توهان تي رجوع فرمايو هاڻ قرآن مان جيترو توهان کي سولو لڳي اوترو پڙهو

اَنْ سَيَكُوْنُ مِنْكُمْ مَّرْضٰى ۙ وَاٰخَرُوْنَ يَضْرِبُوْنَ فِى الْاَرْضِ

٣٠ ان کي معلوم آهي جو عنقريب ڪي توهان مان بيمار ٿيندا ۽ ڪي زمين ۾ سفر ڪندا

يَبْتَغُوْنَ مِنْ فَضْلِ اللّٰهِ ۙ وَاٰخَرُوْنَ يُقَاتِلُوْنَ فِىْ سَبِيْلِ

الله جو فضل تلاش ڪرڻ جي واسطي ٣١ ۽ ڪي الله جي راهه ۾ لڙندا هوندا

اللّٰهِ ۖ فَاقْرَءُوْا مَا تَيَسَّرَ مِنْهُ ۙ وَاَقِيْمُوا الصَّلٰوةَ وَاٰتُوا الزَّكٰوةَ

٣٢ پوءِ جيترو به قرآن آسانيءَ سان پڙهي سگهو پڙهو ٣٣ ۽ نماز قائم رکو ٣٤ ۽ زڪواة ڏيو

وَاَقْرِضُوا اللّٰهَ قَرْضًا حَسَنًا ؕ وَمَا تُقَدِّمُوْا لِاَنْفُسِكُمْ مِّنْ

۽ الله کي قرض ڏيو سهڻو قرض ٣٥ ۽ پنهنجي واسطي جيڪا ڀلائي اڳتي موڪليندؤ

خَيْرٍ تَجِدُوْهُ عِنْدَ اللّٰهِ هُوَ خَيْرًا وَّاَعْظَمَ اَجْرًا ؕ وَاسْتَغْفِرُوا

ان کي الله وٽ بهتر ۽ وڏي اجر وارو لهندؤ ۽ الله کان بخشش گهرو

اللّٰهَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿٢٠﴾

بيشڪ الله بخشڻهار مهربان آهي.

سُوْرَةُ الْمُدَّثِّرِ مَكِّيَّةٌ ٧٤ ٤ | بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ | اٰيَاتُهَا ٥٦ رُكُوْعَاتُهَا ٢

سورة مُدثر مڪي آهي ۽ هن ۾ الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ١: ڇاونجاهه آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن

يٰۤاَيُّهَا الْمُدَّثِّرُ ﴿١﴾ قُمْ فَاَنْذِرْ ﴿٢﴾ وَرَبَّكَ فَكَبِّرْ ﴿٣﴾ وَثِيَابَكَ فَطَهِّرْ ﴿٤﴾

اي ڪمبل ويڙهڻ وارا ٢ اٿي ٣ پوءِ ڊيڄار ٤ ۽ پنهنجي رب جي وڏائي بيان ڪر ٥ ۽ پنهنجا ڪپڙا پاڪ رک ٦

٢٧ ايمان ۽ طاعت اختيار ڪري. ٢٨ توهان جي صحابه ڪرام جي، اهي به رات جي قيام ۾ توهان جي تابعداري ڪن ٿا. ٢٩ وقتن جو ضبط نه ڪري سگهندؤ. ٣٠ يعني رات جو قيام معاف فرمايائين. مسئلو:- هن آيت مان نماز ۾ مطلق قرأة جي فرضيت ثابت ٿي. مسئلو:- گهٽ ۾ گهٽ درجه قرأة مفروض هڪ وڏي آيت آهي يا ٽي ننڍيون آيتون آهن. ٣١ يعني واپار يا علم جي طلب جي لاءِ. ٣٢ انهن سڀني تي رات جو قيام مشڪل ۽ ڏکيو ٿيندو. ٣٣ هن کان پهريون حڪم منسوخ ڪيو ويو ۽ هي به پنج وقتي نمازن سان منسوخ ٿي ويو. ٣٤ هتي نماز مان فرض نمازون مُراد آهن. ٣٥ حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته هن قرض مان مُراد نه زڪواة کان سواءِ خدا جي واٽ ۾ خرچ ڪرڻ آهي صله رحمي ۾ ۽ مهمانداري ۾ ۽ هي به چيو ويو آهي ته هن مان سمورا صدقا مُراد آهن، جن کي چڱي طرح حلال مال مان خوش دلي سان خدا جي واٽ ۾ خرچ ڪيو وڃي.

١ سورة مدثر مڪي آهي، هن ۾ ٻه رڪوع ڇاونجاهه آيتون، ٻه سؤ پنجونجاهه ڪلما ۽ هڪ هزار ڏهه حرف آهن. ٢ هي خطاب محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه واله وسلم جن کي آهي. شان نزول:- حضرت جابر رضي الله تعالیٰ عنه کان روايت آهي ته محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه واله وسلم جن فرمايو ته مان حراجبل تي هوس ته مون کي ندا ڪئي وئي يَا مُحَمَّدُ اِنَّكَ رَسُوْلُ اللّٰهِ. مان پنهنجي ساڄي کاٻي ڏٺو، ڪجهه به نه لڌم، مٿي نهاريم ته هڪ شخص آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ ويٺو آهي (يعني اهو ئي ملائڪ، جنهن ندا ڪئي هئي) اهو ڏسي مون تي رعب ٿيو ۽ مان خديجة الڪبریٰ وٽ آيس ۽ کيس چيو ته مون کي ڪمبل ويڙهه، ان مون کي ويڙهيو ته جبرئيل امين آيو ۽ ان چيو يٰۤاَيُّهَا الْمُدَّثِّرُ.

٣ پنهنجي بستري مان. ٤ قوم کي عذاب الاهي جو، ايمان نه آڻڻ تي. ٥ جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي، تڏهن محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه واله وسلم جن الله اڪبر فرمايو. حضرت خديجه به سندن تڪبير ٻڌي ڪري تڪبير چئي ۽ خوش ٿي ۽ کيس يقين ٿيو ته وحي آيو. ٦ هر قسم جي پليتي کان، ڇو ته نماز جي لاءِ پاڪائي ضروري آهي ۽ نماز کان سواءِ ٻين حالتن ۾ به ڪپڙا پاڪ رکڻ ڀلو آهي يا هيءَ معنيٰ آهي ته پنهنجا ڪپڙا ننڍا ڪريو، ايئن ڍگها نه ڄڻ جيئن عربن جي عادت آهي، ڇو ته تمام ڊگهي هجڻ سان هلڻ ڦرڻ ۾ پليد ٿيڻ جو احتمال رهي ٿو.

وَ الرُّجْزَ فَاهْجُرْ ﴿٥﴾ وَلَا تَمْنُنْ تَسْتَكْثِرُ ﴿٦﴾ وَلِرَبِّكَ فَاصْبِرْ ﴿٧﴾

۽ ٻُتن کان پري رهه. ۽ زياده وٺڻ جي نيت سان ڪنهن تي احسان نه ڪر ۽ پنهنجي رب جي واسطي صبر ڪندو رهه. ف۸

فَاِذَا نُقِرَ فِی النَّاقُوْرِ ﴿٨﴾ فَذٰلِكَ يَوْمَئِذٍ يَّوْمٌ عَسِيْرٌ ﴿٩﴾ عَلَى

پوءِ جڏهن صور ۾ ڦوڪيو ويندو ف۹ پوءِ اهو ڏينهن ڏاڍو سخت ڏينهن آهي. ڪافرن تي

الْكٰفِرِيْنَ غَيْرُ يَسِيْرٍ ﴿١٠﴾ ذَرْنِیْ وَمَنْ خَلَقْتُ وَحِيْدًا ﴿١١﴾ وَّجَعَلْتُ

آسان نه آهي ف۱۰ ان کي مون تي ڇڏ جنهن کي مون اڪيلو پيدا ڪيو ف۱۱ ۽ ان کي تمام وسعت سان مال

لَهٗ مَالًا مَّمْدُوْدًا ﴿١٢﴾ وَّ بَنِيْنَ شُهُوْدًا ﴿١٣﴾ وَّمَهَّدْتُّ لَهٗ تَمْهِيْدًا ﴿١٤﴾

ڏنو ف۱۲ ۽ پٽ ڏنا اڳيان حاضر رهندڙ ف۱۳ ۽ مان ان جي واسطي طرح طرح جا انتظام ڪيا ف۱۴

ثُمَّ يَطْمَعُ اَنْ اَزِيْدَ ﴿١٥﴾ كَلَّا ؕ اِنَّهٗ كَانَ لِاٰيٰتِنَا عَنِيْدًا ﴿١٦﴾ سَاُرْهِقُهٗ

پوءِ هي طمع رکي ٿو ته مان ڪيس اڃا به وڌيڪ ڏيان ف۱۵ هرگز نه ف۱۶ اهو ته منهنجي آيتن سان دشمني رکي ٿو ته ويجهو آهي جو مان ان کي باهه جي پهاڙ صعود تي چاڙهيان

صَعُوْدًا ﴿١٧﴾ اِنَّهٗ فَكَّرَ وَ قَدَّرَ ﴿١٨﴾ فَقُتِلَ كَيْفَ قَدَّرَ ﴿١٩﴾ ثُمَّ قُتِلَ

بيشڪ ان سوچيو ۽ دل ۾ ڪا ڳالهه مقرر ڪيائين پوءِ ان تي لعنت هجي ڪهڙو انداز لڳايائين. وري ان تي لعنت هجي

كَيْفَ قَدَّرَ ﴿٢٠﴾ ثُمَّ نَظَرَ ﴿٢١﴾ ثُمَّ عَبَسَ وَ بَسَرَ ﴿٢٢﴾ ثُمَّ اَدْبَرَ وَاسْتَكْبَرَ ﴿٢٣﴾

ڪهڙي سوچ رٿيائين پوءِ نظر ڪيئي ڏٺائين. پوءِ گهنج چاڙهيائين ۽ منهن خراب ڪيائين پوءِ پٺي ڦيرايائين ۽ وڏائي ڪيائين.

فَقَالَ اِنْ هٰذَاۤ اِلَّا سِحْرٌ يُّؤْثَرُ ﴿٢٤﴾ اِنْ هٰذَاۤ اِلَّا قَوْلُ الْبَشَرِ ﴿٢٥﴾ سَاُصْلِيْهِ

پوءِ چيائين هي ته اهو جادو آهي اڳين کان سکيل. هي نه آهي مگر انسان جو ڪلام ف۱۷ ڪا گهڙي گذري جو مان ان کي دوزخ ۾

سَقَرَ ﴿٢٦﴾ وَمَاۤ اَدْرٰىكَ مَا سَقَرُ ﴿٢٧﴾ لَا تُبْقِیْ وَلَا تَذَرُ ﴿٢٨﴾ لَوَّاحَةٌ لِّلْبَشَرِ ﴿٢٩﴾

اڇلايان. ۽ تو کي ڪهڙي خبر دوزخ ڇا آهي نه ڇڏي نه (گوشت) باقي رهڻ ڏي ف۱۸ انسان جي کل لاهي رکندو ف۱۹.

عَلَيْهَا تِسْعَةَ عَشَرَ ﴿٣٠﴾ وَمَا جَعَلْنَاۤ اَصْحٰبَ النَّارِ اِلَّا مَلٰٓئِكَةً

ان تي اڻويهه دارو غا آهن ف۲۰ ۽ اسان دوزخ جا دارو غا مقرر نه ڪيا مگر ملائڪ ۽ اسان

وَّمَا جَعَلْنَا عِدَّتَهُمْ اِلَّا فِتْنَةً لِّلَّذِيْنَ كَفَرُوْا ۙ لِيَسْتَيْقِنَ الَّذِيْنَ

انهن جي اها ڳڻپ نه رکي مگر ڪافرن جي امتحان جي واسطي ف۲۱ جيئن ڪتاب وارن کي

اُوْتُوا الْكِتٰبَ وَ يَزْدَادَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اِيْمَانًا وَّلَا يَرْتَابَ الَّذِيْنَ

يقين اچي ف۲۲ ۽ ايمان وارن جو ايمان وڌي ف۲۳ ۽ ڪتاب وارن



ف۷ يعني جيئن ته دنيا ۾ هدين ۽ سوکڙين ڏيڻ جو دستور آهي ته ڏيڻ وارو هي خيال ڪري ٿو ته جنهن کي مان ڏنو آهي، اهو ان کان زياده مون کي ڏيندو ۽ ان قسم جون سوکڙيون ۽ هديا شرعًا جائز آهن. مگر محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن کي ان کان منع فرمايو ويو، ڇو ته نبوت جو شان تمام ارفع ۽ اعلىٰ آهي ۽ ان عالي منصب جي لائق هي ئي آهي ته جنهن کي جيڪو ڏين اهو فقط ڪرم هجي، اُن کان وٺڻ يا نفعي حاصل ڪرڻ جي نيت نه هجي. ف۸ اوامر نواهي ۽ انهن تڪليفن تي، جيڪي دين جي خاطر توهان کي برداشت ڪرڻيون پون. ف۹ هن مان مراد صحيح قول مطابق نفخهٔ ثانيه آهي. ف۱۰ هن ۾ اشارو آهي ته اهو ڏينهن فضلِ الاهي سان مؤمنن تي آسان ٿيندو. ف۱۱ ان جي ماءُ جي پيٽ ۾ مال ۽ اولاد کان سواءِ. شانِ نزول: هيءَ آيت وليد بن مغيره مخزومي جي حق ۾ نازل ٿي، اهو پنهنجي قوم ۾ وحيد جي لقب سان مشهور هو. ف۱۲ پوکون، گهڻا چوپايا ۽ واپار. مجاهد کان منقول آهي ته اهو هڪ لک دينار نقد جي حيثيت رکندو هو ۽ طائف ۾ ان جا ايڏا وڏا باغ هوءِ جيڪو سال جي ڪنهن به وقت ميون کان خالي نه هوندا هو. ف۱۳ جن جو تعداد ڏهه هو ۽ جڏهن ته مالدار هئا، انهن کي روزگار حاصل ڪرڻ جي لاءِ سفر جي حاجت نه هئي، ان ڪري سڀ پيءُ جي اڳيان رهندا هئا، انهن مان ٽي اسلام سان مشرف ٿيا، خالد، هشام ۽ وليد بن وليد. ف۱۴ مرتبو به ڏنو ۽ رياست به عطا فرمائي، عيش به ڏنو ۽ ڊگهي عمر به. ف۱۵ ناشڪري جي باوجود. ف۱۶ هي نه ٿيندو، اهڙي طرح هن آيت جي نزول کان پوءِ وليد جي مال ۽ اولاد ۾ گهٽي ٿي شروع ٿي، ايستائين جو هلاڪ ٿي ويو. ف۱۷ شانِ نزول: جڏهن حٰمٓ تَنْزِيْلُ الْكِتٰبِ مِنَ اللّٰهِ الْعَزِيْزِ الْعَلِيْمِ نازل ٿي ۽ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن مسجد ۾ تلاوت فرمائي وليد ٻڌو ۽ ان قوم جي مجلس ۾ اچي ڪري چيو ته خدا جو قسم ان محمّد (صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم) جن کان هاڻي هڪ ڪلام ٻڌو، نه اهو ماڻهو جو نه جن جو، خدا جو قسم ان ۾ عجيب مٺاج، تازگي، فائدو ۽ دل ڪشي آهي، اهو ڪلام سڀني تي غالب رهندو. قريشن کي ان جي انهن ڳالهين کان گهڻو غم ٿيو ۽ انهن ۾ مشهور ٿي ويو ته وليد آبائي دين کان ڦري ويو ابوجهل، وليد کي هموار ڪرڻ جو ذمو کنيو ۽ ان وٽ اچي ڪري تمام غمزده صورت ٺاهي ڪري ويهي رهيو. وليد چيو ڪهڙو غم آهي؟ ابوجهل چيو غم ڪيئن نه ٿئي، تون پوڙهو ٿي ويو آهين، قريش تنهنجي خرچ جي لاءِ روپيه گڏ ڪندا، انهن کي خيال آهي ته تون محمّد (صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم) جن جي ڪلام جي تعريف هن ڪري ڪئي آهي ته تو کي سندن دسترخوان جو بچيل کاڌو ملي، ان تي ان کي گهڻي ڪاوڙ آئي ۽ چوڻ لڳو ته قريشن کي منهنجي مال ۽ دولت جو حال معلوم نه آهي ۽ ڇا محمّد (صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم) جن ۽ سندن صحابه ڪڏهن ڍءُ ڪري کاڌو آهي انهن جي دسترخوان تي ڇا بچندو؟ پوءِ ابوجهل سان گڏ اٿيو ۽ قوم ۾ اچي ڪري چوڻ لڳو، توهان جو خيال آهي ته (محبوب) محمّد (صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم) جن مجنون آهن. ڇا! توهان انهن ۾ ڪڏهن ديوانگي جي ڪا ڳالهه ڏٺي؟ سڀني چيو نه. چوڻ لڳو توهان کين ڪاهن سمجهو ٿا، ڇا! توهان انهن کي ڪڏهن ڪهانت ڪندي ڏٺو؟ سڀني چيو نه. چيائين توهان انهن کي شاعر گمان ڪريو ٿا، ڇا! توهان ڪڏهن انهن کي شعر چوندي ڏٺو؟ سڀني چيو نه. چوڻ لڳو توهان کين ڪوڙو چئو ٿا، ڇا! توهان جي تجربي ۾ ڪڏهن انهن ڪوڙ ڳالهايو؟ سڀني چيو نه ۽ قريشن ۾ سندن صدق ۽ ديانت ايتري مشهور هئي جو قريش پاڻ سڳورن کي امين چوندا هئا. اهو ٻڌي ڪري قريشن چيو ته پوءِ ڳالهه ڇا آهي؟ وليد سوچي ڪري چيو ته ڳالهه هيءَ آهي ته اهي جادوگر آهن، توهان ڏٺو هوندو ته انهن جي بدولت هڪ رشتيدار ٻئي رشتيدار کان، پيءُ پٽ کان جدا ٿي وڃن ٿا. بس اهو ئي جادوگر جو ڪم آهي ۽ جيڪو قرآن اهي پڙهن ٿا اهو دل ۾ اثر ڪري ٿو وڃي، ان جو سبب هي آهي ته اهو جادو آهي. هن آيت ڪريمه ۾ ان جو ذڪر فرمايو ويو. ف۱۸ يعني نه ڪنهن عذاب جي حقدار کي ڇڏي، نه ڪنهن جي جسم تي گوشت کل لڳل رهڻ ڏئي، بلڪ عذاب جي حقدار کي گرفتار ڪري ساڙي ۽ جڏهن سڙي وڃن ته پوءِ وري اهڙي ئي ڪيا وڃن. ف۱۹ ساڙي ڪري. ف۲۰ ملائڪ. هڪ مالڪ ۽ ارڙهن سندس ساٿي. ف۲۱ ته حڪمتِ الاهي تي اعتماد نه ڪري ان تعداد ۾ ڪلام ڪن ۽ چون ته اڻويهه ڇو ٿيا. ف۲۲ يعني يهودين کي اهو تعداد پنهنجن ڪتابن جي موافق ڏسي ڪري محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي صدق جو يقين حاصل ٿئي. ف۲۳ يعني اهلِ ڪتاب مان جيڪو ايمان آيو ان جو اعتقاد محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن سان اڃا زياده ٿئي ۽ ڄاڻي ته حضور محبوب پاڪ جن جيڪو فرمائن ٿا سو وحي الاهي آهي، ان ڪري اڳين ڪتابن جي مطابق ٿئي.

أُوتُوا الْكِتٰبَ وَالْمُؤْمِنُوْنَ وَلِيَقُوْلَ الَّذِيْنَ فِيْ قُلُوْبِهِمْ مَّرَضٌ

۽ مسلمانن کي ڪو شڪ نه رهي ۽ جيئن دل جا بيمار ف٢٤

وَّالْكٰفِرُوْنَ مَاذَآ اَرَادَ اللّٰهُ بِهٰذَا مَثَلًا ؕ كَذٰلِكَ يُضِلُّ اللّٰهُ

۽ ڪافر چون ته هن مثال مان الله جو ڇا مطلب آهي. الله ائين گمراهه ڪندو آهي

مَنْ يَّشَآءُ وَيَهْدِيْ مَنْ يَّشَآءُ ؕ وَمَا يَعْلَمُ جُنُوْدَ رَبِّكَ اِلَّا هُوَ ؕ

جنهن کي وڻيس ۽ هدايت فرمائي تو جنهن کي گهري ۽ تنهنجي رب جي لشڪرن کي ان کان سواءِ ڪو به نه ٿو ڄاڻي

وَمَا هِيَ اِلَّا ذِكْرٰى لِلْبَشَرِ ﴿٣١﴾ كَلَّا وَالْقَمَرِ ﴿٣٢﴾ وَالَّيْلِ اِذْ اَدْبَرَ ﴿٣٣﴾ وَ

۽ اهو ف٢٥ ته نه آهي مگر انسان جي واسطي نصيحت. هائو چنڊ جو قسم. ۽ رات جو جڏهن پٺي ڦيري.

الصُّبْحِ اِذَآ اَسْفَرَ ﴿٣٤﴾ اِنَّهَا لَاِحْدَى الْكُبَرِ ﴿٣٥﴾ نَذِيْرًا لِّلْبَشَرِ ﴿٣٦﴾ لِمَنْ شَآءَ

۽ صبح جو جڏهن روشنائي پکيڙي ف٢٦ بيشڪ دوزخ نهايت وڏين شين مان هڪ آهي ماڻهن جي واسطي ڊيڄاريندڙ.

مِنْكُمْ اَنْ يَّتَقَدَّمَ اَوْ يَتَاَخَّرَ ﴿٣٧﴾ ؕ كُلُّ نَفْسٍۢ بِمَا كَسَبَتْ رَهِيْنَةٌ ﴿٣٨﴾

ان جي واسطي جيڪو توهان مان چاهي ته اڳتي اچي ف٢٧ يا پٺتي رهي ف٢٨ هر ساهه پنهنجي ڪمائي ۾ گروي آهي

اِلَّآ اَصْحٰبَ الْيَمِيْنِ ﴿٣٩﴾ ؕ فِيْ جَنّٰتٍ ؕ يَتَسَآءَلُوْنَ ﴿٤٠﴾ عَنِ الْمُجْرِمِيْنَ ﴿٤١﴾

مگر سڄي طرف وارا ف٢٩ باغن ۾ پڇن ٿا. مجرمن کان

مَا سَلَكَكُمْ فِيْ سَقَرَ ﴿٤٢﴾ قَالُوْا لَمْ نَكُ مِنَ الْمُصَلِّيْنَ ﴿٤٣﴾ وَلَمْ نَكُ

توهان کي دوزخ ۾ ڪهڙي ڳالهه وڌو. انهن چيو اسان ف٣٠ نماز نه پڙهندا هئاسي. ۽ مسڪين کي

نُطْعِمُ الْمِسْكِيْنَ ﴿٤٤﴾ وَكُنَّا نَخُوْضُ مَعَ الْخَآئِضِيْنَ ﴿٤٥﴾ وَكُنَّا نُكَذِّبُ

کاڌو نه کارائيندا هئاسي ف٣١. ۽ بيهودي سوچ رکندڙن سان گڏ اجايا فڪر ڪندا هئاسي. ۽ اسان انصاف واري

بِيَوْمِ الدِّيْنِ ﴿٤٦﴾ حَتّٰىٓ اَتٰىنَا الْيَقِيْنُ ﴿٤٧﴾ ؕ فَمَا تَنْفَعُهُمْ شَفَاعَةُ

ڏينهن کي ف٣٢ ڪوڙو چوندا هئاسي. ايستائين جو اسان تي موت اچي ويو. پوءِ انهن کي سفارش ڪندڙن جي سفارش فائدو

الشّٰفِعِيْنَ ﴿٤٨﴾ ؕ فَمَا لَهُمْ عَنِ التَّذْكِرَةِ مُعْرِضِيْنَ ﴿٤٩﴾ كَاَنَّهُمْ

نه ڏيندي ف٣٣ پوءِ انهن کي ڇا ٿيو جو نصيحت کان مُنهن ڦيرين ٿا ف٣٤ ڄڻ ته اهي

حُمُرٌ مُّسْتَنْفِرَةٌ ﴿٥٠﴾ فَرَّتْ مِنْ قَسْوَرَةٍ ﴿٥١﴾ ؕ بَلْ يُرِيْدُ كُلُّ امْرِئٍ

ٽهندڙ گڏهه هجن. جو شينهن کان ڀڳا هجن ف٣٥ بلڪ انهن مان هر شخص گهري ٿو ته

ف٢٤ جن جي دلين ۾ نفاق آهي. ف٢٥ يعني جهنم ۽ ان جي صفت يا قرآن پاڪ جون آيتون. ف٢٦ خوب روشن ٿي وڃي. ف٢٧ خير يا جنت جي طرف ايمان آڻي ڪري. ف٢٨ ڪُفر اختيار ڪري ۽ برائي ۽ عذاب ۾ گرفتار ٿئي. ف٢٩ يعني مؤمن اهي گروي نه آهن، اهي چوتڪاري وارا آهن ۽ انهن نيڪيون ڪري پنهنجو پاڻ کي آزاد ڪري ڇڏيو آهي، اهي پنهنجي رب جي رحمت کان نفعي وارا آهن ف٣٠ دنيا ۾. ف٣١ يعني مسڪينن تي صدقو نه ڪندا هئاسين. ف٣٢ جنهن ۾ عملن جو حساب ٿيندو ۽ جزا ڏني ويندي، ان مان مراد قيامت جو ڏينهن آهي. ف٣٣ يعني نبي، ملائڪ، شهيد ۽ صالح جن کي الله تعالىٰ شافع ڪيو آهي، اهي ايمان وارن جي شفاعت ڪندا، ڪافرن جي شفاعت نه ڪندا. پوءِ جيڪي ايمان نه ٿا رکن. انهن کي شفاعت به حاصل نه ٿيندي. ف٣٤ يعني قرآن پاڪ جي نصيحت کان منهن موڙن ٿا. ف٣٥ يعني مُشرڪ ناداني ۽ بيوقوفي ۾ گڏهه وانگر آهن، جهڙي طرح شينهن کي ڏسي ڪري ڀڄندو آهي، اهڙي طرح هي محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن جي قرآن جي تلاوت ٻڌي ڪري ڀڄن ٿا.

مِّنْهُمْ اَنْ يُّؤْتٰى صُحُفًا مُّنَشَّرَةً ۝٥٢ كَلَّا ؕ بَلْ لَّا يَخَافُوْنَ الْاٰخِرَةَ ؕ ۝٥٣

کليل صحيفا سندس هٿن ۾ ڏنا وڃن ف٣٦ هرگز نه بلڪ انهن کي ته آخرت جو خوف ئي ڪو نه آهي ف٣٧.

كَلَّاۤ اِنَّهٗ تَذْكِرَةٌ ۚ ۝٥٤ فَمَنْ شَآءَ ذَكَرَهٗ ؕ ۝٥٥ وَمَا يَذْكُرُوْنَ اِلَّاۤ اَنْ

يقينًا بلا شبہ اهو ف٣٨ نصيحت ئي آهي پوءِ جيڪو گهري ته ان مان نصيحت وٺي ۽ اهي ڪا نصيحت وٺندا مگر جڏهن

يَّشَآءَ اللّٰهُ ؕ هُوَ اَهْلُ التَّقْوٰى وَاَهْلُ الْمَغْفِرَةِ ۝٥٦ ع

الله گهري، اهو ئي آهي جنهن کان ڊڄڻ جي ۽ بخشش فرمائڻ به سندس ئي شان آهي.

سُوْرَةُ الْقِيٰمَةِ ٧٥ مَكِّيَّةٌ ٣١ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ — اٰيَاتُهَا ٤٠ رُكُوْعَاتُهَا ٢

سورة قيامة مڪي آهي ۽ منجهس: الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان شروع ف١ چاليهه آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن

لَاۤ اُقْسِمُ بِيَوْمِ الْقِيٰمَةِ ۙ ۝١ وَلَاۤ اُقْسِمُ بِالنَّفْسِ اللَّوَّامَةِ ؕ ۝٢ اَيَحْسَبُ

قيامت جي ڏينهن جو قسم ياد فرمايان ٿو ۽ ان ساهه جو قسم جيڪو پاڻ تي گهڻي ملامت ڪري ف٢ ڇا انسان

الْاِنْسَانُ اَلَّنْ نَّجْمَعَ عِظَامَهٗ ؕ ۝٣ بَلٰى قٰدِرِيْنَ عَلٰۤى اَنْ نُّسَوِّيَ

ف٣ هي سمجهي ٿو ته اسان سندس هڏا هرگز گڏ نه فرمائينداسين. ڇو نه اسان قادر آهيون جو سندس ڏوڙ (آڱرين جا) ڏيک ٺاهيون

بَنَانَهٗ ۝٤ بَلْ يُرِيْدُ الْاِنْسَانُ لِيَفْجُرَ اَمَامَهٗ ۚ ۝٥ يَسْـَٔلُ اَيَّانَ يَوْمُ

ف٤ بلڪ انسان چاهي ٿو ته سندس نگاهه جي اڳ ۾ برائي ڪري ف٥ پڇي ٿو قيامت جو ڏينهن ڪڏهن

الْقِيٰمَةِ ؕ ۝٦ فَاِذَا بَرِقَ الْبَصَرُ ۙ ۝٧ وَخَسَفَ الْقَمَرُ ۙ ۝٨ وَجُمِعَ الشَّمْسُ

ٿيندو، پوءِ جنهن ڏينهن اک ڪيري ف٦ ۽ ڇنڊ ڪارانجهي ويندو ف٧ ۽ سج ۽ چنڊ ملايا

وَالْقَمَرُ ۙ ۝٩ يَقُوْلُ الْاِنْسَانُ يَوْمَئِذٍ اَيْنَ الْمَفَرُّ ۚ ۝١٠ كَلَّا لَا وَزَرَ ؕ ۝١١

ويندا ف٨ ان ڏينهن انسان چوندو ته ڪاڏي ڀڄي وڃان ف٩ هرگز نه ڪا به پناهه ڪانهي.

اِلٰى رَبِّكَ يَوْمَئِذِ الْمُسْتَقَرُّ ؕ ۝١٢ يُنَبَّؤُا الْاِنْسَانُ يَوْمَئِذٍۭ بِمَا قَدَّمَ

ان ڏينهن تنهنجي رب جي ئي طرف وڃي بيهڻ آهي ف١٠ ان ڏينهن انسان کي سندس اڳيون پويون سمورو

وَاَخَّرَ ؕ ۝١٣ بَلِ الْاِنْسَانُ عَلٰى نَفْسِهٖ بَصِيْرَةٌ ۙ ۝١٤ وَّلَوْ اَلْقٰى

ٻڌايو ويندو ف١١ بلڪ انسان پاڻ ئي پنهنجي حال تي پوري نظر ڪي ٿو ۽ جيڪڏهن وٽس موجود سمورا عذر بهانا

مَعَاذِيْرَهٗ ؕ ۝١٥ لَا تُحَرِّكْ بِهٖ لِسَانَكَ لِتَعْجَلَ بِهٖ ؕ ۝١٦ اِنَّ عَلَيْنَا جَمْعَهٗ

پيش ڪري ته به نه ٻڌبا. تون ياد ڪرڻ جي جلدي ۾ قرآن سان گڏ پنهنجي زبان نه چورف١٢ بيشڪ ان کي محفوظ ڪرڻ ف١٣ ۽ پڙهڻ

منزل ٧

ف٣٦ قريش جي ڪافرن محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي چيو هو ته اسان هرگز توهان جي تابعداري نه ڪنداسون ۽ جيستائين اسان مان هر هڪ وٽ الله تعالىٰ جي طرف کان هڪ هڪ ڪتاب نه اچي، جنهن ۾ لکيل هجي ته هي الله تعالىٰ جو ڪتاب آهي فلاڻي پٽ فلاڻي جي نالي. اسان ان ۾ توهان کي محبوب رسول صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي تابعداري جو حڪم ڏيون ٿا. ف٣٧ جو ته جيڪڏهن انهن کي آخرت جو خوف هجي ها ته دليلن قائم ٿيڻ ۽ معجزن ظاهر ٿيڻ کان پوءِ ان قسم جون سرڪشيون ۽ حيله بازيون نه ڪن ها.

ف٣٨ قرآن شريف ۾ ۾ ۾ ۾ ۾ ۾ ۾ ....

ف١ سورة قيامت مڪي آهي، هن ۾ ٻه رڪوع، چاليهه آيتون، هڪ سؤ نوانوي ڪلما ۽ ڇهه سؤ ٻيانوي حرف آهن. ف٢ متقي ۽ ڪثير الطاعت هجڻ جي باوجود، جو توهان مرڻ کان پوءِ ضرور اٿاريا ويندؤ. ف٣ هتي ماڻهو مان مراد ڪافر آخرت جا انڪاري آهن. شان نزول:- هي آيت عدي بن ربيعه جي حق ۾ نازل ٿي، جنهن محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي چيو هو ته جيڪڏهن مان قيامت جو ڏينهن ڏسي به وٺان، تڏهن به مان نه مڃيان ۽ توهان تي ايمان نه آڻيان ڇا الله تعالىٰ ٽٽل پکڙيل هڏا گڏ ڪندو؟ ان تي هيءَ آيت نازل ٿي، جنهن جي معنىٰ هيءَ آهي ته ڇا اُن ڪافر جو هي گمان آهي ته هڏا پکڙجڻ، مٽي ۾ وڃڻ ۽ ذرا ذرا ٿي ڪري مٽيءَ ۾ ملڻ ۽ هوائن سان گڏ اُڏري ڪري پري پري جاين ۾ منتشر ٿي وڃڻ سان اهڙا ٿي وڃن ٿا جو انهن جو گڏ ڪرڻ ڪافر اسان جي قدرت کان ٻاهر سمجهي ٿو. هي فاسد خيال ان جي دل ۾ جو آيو ۽ ان ڇو نه ڄاتو ته جيڪو پهرين پيري پيدا ڪرڻ تي قادر آهي، اهو مرڻ کان پوءِ ٻيهر پيدا ڪرڻ تي ضرور قادر آهي. ف٤ يعني ان جون آڱريون جهڙيون هيون، فرق کان سواءِ اهڙيون ئي ڪري ڇڏيون ۽ انهن جا هڏا انهن جي جاين تي پهچائي ڇڏيون. جڏهن ننڍا ننڍا هڏا اهڙي طرح ٺاهي سگهجن ٿا ته وڏن ۾ ڪهڙي ڏکيائي آهي. ف٥ انسان جو آخرت جو انڪار شڪ يا دليل نه ملڻ جي ڪري نه آهي، بلڪ حال هي آهي جو اهو پڇڻ وقت به پنهنجي گناهه، تي قائم رهڻ گهري ٿو ۽ نزول جي طريقي سان پڇي ٿو ته قيامت جو ڏينهن ڪڏهن ٿيندو (جمل). حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما هن آيت جي معنىٰ ۾ فرمايو ته ماڻهو بعث ۽ حساب کي ڪوڙ وڃي ٿو جيڪو ان جي اڳيان آهي. سعيد بن جبير چيو ته ماڻهو گناهه کي مقدم ڪري ٿو ۽ توبه کي مؤخر. هي ئي چوندو رهي ٿو ته هاڻي توبه ڪندس، هاڻي عمل ڪندس، ايستائين جو موت اچي وڃي ٿو ۽ اهو پنهنجين برائين ۾ مبتلا رهي ٿو. ف٦ حيرت دامنگير ٿيندي. ف٧ تاريڪ ٿي ويندو ۽ روشني زائل ٿي ويندي. ف٨ اهو ملائي ڇڏڻ يا اڀرڻ ۾ هوندو ۽ ٻيئي اولهه کان اڀرندا يا بي نور هجڻ ۾. ف٩ جوهن حال ۾ دهشت کان ڇوٽڪارو ملي. ف١٠ سموري خلق ان جي حضور ۾ حاضر ٿيندي. حساب ڪيو ويندو، جزا ڏني ويندي، جنهن کي چاهيندو پنهنجي رحمت سان جنت ۾ داخل ڪندو، جنهن کي چاهيندو پنهنجي انصاف سان جهنم ۾ وجهندو. ف١١ جيڪو ان ڪيو آهي. ف١٢ شان نزول:- محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جبرئيل امين جي وحي پهچائي ڪري فارغ ٿيڻ کان اڳ ياد فرمائڻ جي ڪوشش فرمائيندا هئا ۽ جلد جلد پڙهندا هئا ۽ زبان اقدس کي حرڪت ڏيندا هئا. الله تعالىٰ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي مشقت پسند نه فرمائي ۽ قرآن ڪريم جو سيني پاڪ ۾ محفوظ ڪرڻ ۽ زبان مبارڪ تي جاري فرمائڻ پنهنجي ڪرم جي ذمي تي کنيو ۽ هيءَ آيت ڪريمه نازل فرمائي ڪري حضور جن کي مطمئن فرمائي ڇڏيو. ف١٣ توهان جي سيني پاڪ ۾.

وَقُرْاٰنَهٗ ﴿١٧﴾ فَاِذَا قَرَاْنٰهُ فَاتَّبِعْ قُرْاٰنَهٗ ﴿١٨﴾ ثُمَّ اِنَّ عَلَيْنَا بَيَانَهٗ ﴿١٩﴾

ان جو پڙهڻ اسان جي ذمي آهي پوءِ جڏهن اسان ان کي پڙهي بيهون ته ان وقت ان پڙهيل جي اتباع ڪر پوءِ بيشڪ انجون باريڪيون توتي ظاهر فرمائڻ اسان جي

كَلَّا بَلْ تُحِبُّوْنَ الْعَاجِلَةَ ﴿٢٠﴾ وَتَذَرُوْنَ الْاٰخِرَةَ ﴿٢١﴾ وُجُوْهٌ يَّوْمَىِٕذٍ

ذمي آهي ڪا به ڳالهه آهي ڪافرو توهان جلدي ملڻ واري کي دوست رکو ٿا ۽ آخرت کي ڇڏي ويٺا آهيو. ڪي منهن ان ڏينهن تروتازه

نَّاضِرَةٌ ﴿٢٢﴾ اِلٰى رَبِّهَا نَاظِرَةٌ ﴿٢٣﴾ وَوُجُوْهٌ يَّوْمَىِٕذٍۭ بَاسِرَةٌ ﴿٢٤﴾ تَظُنُّ

هوندا پنهنجي رب کي ڏسندي ۽ ڪي منهن ان ڏينهن بگڙيل هوندا. سمجهندا هوندا ته انهن سان اهو برتاءُ

اَنْ يُّفْعَلَ بِهَا فَاقِرَةٌ ﴿٢٥﴾ كَلَّآ اِذَا بَلَغَتِ التَّرَاقِيَ ﴿٢٦﴾ وَقِيْلَ مَنْ ۜ

ٿيندو جيڪو چيله ڀڃي رکي ها ها جڏهن ساهه نڙيءَ تي پهچي ويندو ۽ چوندا ته آهي ڪو جهاڙ ڦوڪ ڪرڻ وارو

رَاقٍ ﴿٢٧﴾ وَّظَنَّ اَنَّهُ الْفِرَاقُ ﴿٢٨﴾ وَالْتَفَّتِ السَّاقُ بِالسَّاقِ ﴿٢٩﴾ اِلٰى

۽ اهو سمجهي ننڍو ته هي جدائيءَ جي گهڙي آهي ۽ پني پني سان ملي ويندي ان ڏينهن تنهنجي رب جي طرف

رَبِّكَ يَوْمَىِٕذِ الْمَسَاقُ ﴿٣٠﴾ فَلَا صَدَّقَ وَلَا صَلّٰى ﴿٣١﴾ وَلٰكِنْ

ڪاهڻ آهي. ان نه ته سچ مڃيو ۽ نه نماز پڙهيائين. هائو

كَذَّبَ وَتَوَلّٰى ﴿٣٢﴾ ثُمَّ ذَهَبَ اِلٰٓى اَهْلِهٖ يَتَمَطّٰى ﴿٣٣﴾ اَوْلٰى لَكَ فَاَوْلٰى ﴿٣٤﴾

تڪذيب ڪيائين ۽ منهن ڦيريائين پوءِ پنهنجي گهر آڪڙجي هليو تنهنجي تباهي اچي پهتي اجهو اچي پهتي.

ثُمَّ اَوْلٰى لَكَ فَاَوْلٰى ﴿٣٥﴾ اَيَحْسَبُ الْاِنْسَانُ اَنْ يُّتْرَكَ سُدًى ﴿٣٦﴾

وري تنهنجي تباهي پهتي اجهو پهتي ڇا ماڻهو هن گهمنڊ (يا سوچ) ۾ آهي جو آزاد ڇڏيو ويندو

اَلَمْ يَكُ نُطْفَةً مِّنْ مَّنِيٍّ يُّمْنٰى ﴿٣٧﴾ ثُمَّ كَانَ عَلَقَةً فَخَلَقَ

ڇا اهو هڪ ٽيپو نه هو ان منيءَ جو جيڪا ڪيرائي وڃي پوءِ رت جو ڳٽو ٿيو پوءِ ان پيدا فرمايو

فَسَوّٰى ﴿٣٨﴾ فَجَعَلَ مِنْهُ الزَّوْجَيْنِ الذَّكَرَ وَالْاُنْثٰى ﴿٣٩﴾ اَلَيْسَ

پوءِ ٺيڪ بنايائين پوءِ ان مان ٻه جوڙا بنايائين مرد ۽ عورت. ڇا جنهن

ذٰلِكَ بِقٰدِرٍ عَلٰٓى اَنْ يُّحْيِيَ الْمَوْتٰى ﴿٤٠﴾

اهو ڪجهه ڪيو اهو مردو جياري نه سگهندو.

سُوْرَةُ الدَّهْرِ ٧٦ مَدَنِيَّةٌ ٩٨ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ — اٰيَاتُهَا ٣١ رُكُوْعَاتُهَا ٢

سورة دهر مڪي آهي ان ۾ : الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١ : ايڪٽيهه آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن



ف١٤ توهان جو. ف١٥ يعني توهان وٽ وحي اچي چڪي. ف١٦ هن آيت جي نازل ٿيڻ کان پوءِ محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن وحي کي اطمينان سان ٻڌندا هُئا ۽ جڏهن وحي پوري ٿي ويندي هئي ته ڏهن پڙهندا هئا. ف١٧ يعني توهان کي دنيا جي گهرج آهي. ف١٨ يعني قيامت جي ڏينهن. ف١٩ الله تعالىٰ جي نعمت ۽ ڪرم تي خوش چهرن مان روشنيون نڪرنديون ۽ اهو مومن جو حال آهي. ف٢٠ انهن کي ديدارِ الاهي جي نعمت سان سرفراز فرمايو ويندو. مسئلو: هن آيت مان ثابت ٿيو ته آخرت ۾ مومنن کي ديدارِ الاهي ميسر ٿيندو ۽ اهو ئي اهل سُنت جو عقيدو. قرآن، حديث ۽ اجماع جا گهڻا دليل ان تي قائم آهن ۽ اهو ديدار ڪيف ۽ جهت کان سواءِ ٿيندو. ف٢١ ڪارا، تاريڪ، غمزده ۽ مايوس. اهو حال ڪافرن جو آهي. ف٢٢ يعني اهي عذاب جي سختي ۽ هولناڪ مصيبتن ۾ گرفتار ڪيا ويندا. ف٢٣ موت جي وقت. ف٢٤ جيڪي ان جي ويجهو هوندا. ف٢٥ ته جيئن ان کي شفا حاصل ٿئي. ف٢٦ يعني مرڻ وارو. ف٢٧ جو مڪي وارن ۽ دنيا سيني کان جدا ٿئي ٿي. ف٢٨ يعني موت جي سختي ۽ مصيبت سان پير پاڻ ۾ ملي ويندا يا هي معنىٰ آهي ته ٻئي پير ڪفن ۾ ملايا ويندا يا هي معنىٰ آهي ته سختي تي سختي ٿيندي، هڪ دنيا جي جدائي جي سختي ان سان گڏ موت جي سختي يا هڪ موت جي سختي ۽ ان سان گڏ آخرت جون سختيون. ف٢٩ يعني ٻانهن جو موٽڻ انهي جي طرف ئي آهي، انهن ۾ فيصلو فرمائيندو. ف٣٠ يعني انسان. مُراد ان مان ابوجهل آهي. ف٣١ رسالت ۽ قرآن کي. ف٣٢ ايمان آڻڻ کان. ف٣٣ متڪبرانه شان سان. هائي ان کي خطاب فرمايو وڃي ٿو. ف٣٤ جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي ته محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن بطحا ۾ ابوجهل جا ڪپڙا ڪڍي ڪري ان کي فرمايو اَوْلٰى لَكَ فَاَوْلٰى ثُمَّ اَوْلٰى لَكَ فَاَوْلٰى يعني تنهنجي خرابي اچي لڳي هاڻي اچي لڳي. وري تنهنجي خرابي اچي لڳي، هاڻي اچي لڳي. ابوجهل چيو اي محمّد (صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم) ڇا توهان مون کي ڌمڪي ٿا ڏيو، توهان ۽ توهان جو رب منهنجو ڪجهه به بگاڙي نه ٿا سگهو. مڪي شريف جي جبلن جي وچ ۾ مان سيني کان زياده مضبوط، طاقتور، شوڪت ۽ قوت وارو آهيان. مگر قرآني خبر ضرور پوري ٿيڻي هئي ۽ محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جو فرمان مبارڪ ضرور پورو ٿيڻ وارو هو. اهڙي طرح ايئن ئي ٿيو ۽ بدر جي جنگ ۾ ابوجهل ذلت ۽ خواري سان بري طرح ماريو ويو. محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن فرمايو هر اُمت ۾ هڪ فرعون ٿيندو آهي، منهنجي اُمت جو فرعون ابوجهل آهي. هن آيت ۾ سندس خرابي جو ذڪر چار ڀيرا فرمايو ويو. پهرين خرابي بي ايماني جي حالت ۾ ذلت جو موت، ٻي خرابي قبر جون سختيون ۽ اتان جون تڪليفون. ٽين خرابي مرڻ کان پوءِ اٿڻ جي وقت مصيبتن ۾ گرفتار ٿيڻ. چوٿين خرابي جهنم جو عذاب. ف٣٥ جو نه ان تي امر ۽ نهي وغيره جا احڪام هجن، نه اهو مرڻ کان پوءِ اٿاريو وڃي، نه ان کان اعمال جو حساب ورتو وڃي، نه ان کي آخرت ۾ جزا ڏني وڃي، ايئن نه آهي. ف٣٦ رحم ۾، پوءِ جيڪو اهڙي گندي پاڻيءَ مان پيدا ڪيو ويو ان جو تڪبر ڪرڻ، هٺ ڪرڻ ۽ پيدا ڪرڻ واري جي نافرماني ڪرڻ نهايت بيڪار آهي. ف٣٧ انسان بنايو. ف٣٨ ان جي عضون کي ڪامل ڪيائين، ان ۾ روح وڌائين. ف٣٩ يعني مني مان يا انسان مان. ف٤٠ ٻه صفتون پيدا ڪيائين.

ف١ سورة دهر جو ٻيو نالو سورة انسان به آهي. مجاهد، قتاده ۽ جمهور روايت هيءَ سورة مدني آهي، ڪن ان کي مڪي چيو آهي. هن ۾ ٻه رڪوع، ايڪٽيهه آيتون ٻه سو چاليهه ڪلما ۽ هڪ هزار چوونجاهه حرف آهن.

هَلْ اَتٰى عَلَى الْاِنْسَانِ حِيْنٌ مِّنَ الدَّهْرِ لَمْ يَكُنْ شَيْـًٔا مَّذْكُوْرًا ①

بيشڪ انسان تي ف٢ هڪ وقت اهو گذريو جو ان جو ڪا ٿي نالو به نه هو ف٣

اِنَّا خَلَقْنَا الْاِنْسَانَ مِنْ نُّطْفَةٍ اَمْشَاجٍ ۖ نَّبْتَلِيْهِ فَجَعَلْنٰهُ سَمِيْعًا

بيشڪ اسان انسان کي پيدا ڪيو مليل مني ۾ ف٤ ان کان امتحان وٺڻ جي واسطي ف٥ پوءِ اسان ان کي ٻڌندڙ ڏسندڙ

بَصِيْرًا ② اِنَّا هَدَيْنٰهُ السَّبِيْلَ اِمَّا شَاكِرًا وَّاِمَّا كَفُوْرًا ③ اِنَّآ اَعْتَدْنَا

ڪري ڇڏيو ف٦. بيشڪ اسان ان کي رستو ٻڌايو ف٧ يا حق مڃي ف٨ يا ناشڪري ڪري ف٩ بيشڪ اسان ڪافرن جي واسطي

لِلْكٰفِرِيْنَ سَلٰسِلَاۡ وَاَغْلٰلًا وَّسَعِيْرًا ④ اِنَّ الْاَبْرَارَ يَشْرَبُوْنَ مِنْ

تيار ڪيا آهن زنجيرون ف١٠ ۽ ڳٽ ف١١ ۽ ڀڙڪندڙ باهه ف١٢ بيشڪ نيڪ پيئندا ان پيالي مان

كَاْسٍ كَانَ مِزَاجُهَا كَافُوْرًا ⑤ عَيْنًا يَّشْرَبُ بِهَا عِبَادُ اللّٰهِ يُفَجِّرُوْنَهَا

جنهن جي آميزش ڪافور آهي. اهو ڪافور ڇا آهي، هڪ چشمو آهي ف١٣ جنهن مان الله جا نهايت خاص ٻانها پيئندا پنهنجي محلن ۾

تَفْجِيْرًا ⑥ يُوْفُوْنَ بِالنَّذْرِ وَيَخَافُوْنَ يَوْمًا كَانَ شَرُّهٗ مُسْتَطِيْرًا ⑦

ان کي جتي وڻين وهائي ويندا. ف١٤ پنهنجا نذر (باس) پورا ڪن ٿا ف١٥ ۽ ان ڏينهن کان ڊڄن ٿا جنهن جي برائي ف١٦ پکڙيل آهي

وَيُطْعِمُوْنَ الطَّعَامَ عَلٰى حُبِّهٖ مِسْكِيْنًا وَّيَتِيْمًا وَّاَسِيْرًا ⑧ اِنَّمَا

ف١٧ ۽ کاڌو کارائن ٿا ان جي محبت تي ف١٨ مسڪين ۽ يتيم ۽ قيدي کي. انهن کي چون ٿا

نُطْعِمُكُمْ لِوَجْهِ اللّٰهِ لَا نُرِيْدُ مِنْكُمْ جَزَآءً وَّلَا شُكُوْرًا ⑨ اِنَّا نَخَافُ

ته اسان توهان کي فقط الله جي رضا جي واسطي کاڌو ڏيون ٿا توهان کان ڪو بدلو يا شڪرگذاري نٿا گهرون. بيشڪ اسان کي

مِنْ رَّبِّنَا يَوْمًا عَبُوْسًا قَمْطَرِيْرًا ⑩ فَوَقٰىهُمُ اللّٰهُ شَرَّ ذٰلِكَ الْيَوْمِ

پنهنجي رب کان ان ڏينهن جو خوف آهي جيڪو گهڻو گهنڊ نهايت سخت آهي ف١٩ پوءِ انهن کي الله ان ڏينهن جي شر کان بچائي ورتو

وَلَقّٰىهُمْ نَضْرَةً وَّسُرُوْرًا ⑪ وَجَزٰىهُمْ بِمَا صَبَرُوْا جَنَّةً وَّحَرِيْرًا ⑫

۽ انهن کي تازگي ۽ خوشي ڏنائين. ۽ انهن جي صبر تي انهن کي جنت ۽ ريشمي ڪپڙا انعام ۾ ڏنائين.

مُّتَّكِـِٕيْنَ فِيْهَا عَلَى الْاَرَآئِكِ ۚ لَا يَرَوْنَ فِيْهَا شَمْسًا وَّلَا زَمْهَرِيْرًا ⑬

جنت ۾ تختن تي ٽيڪ لڳائيندڙ هوندا، نه ان ۾ اُس ڏسندا نه سخت ٿڌ ف٢٠

وَدَانِيَةً عَلَيْهِمْ ظِلٰلُهَا وَذُلِّلَتْ قُطُوْفُهَا تَذْلِيْلًا ⑭ وَيُطَافُ

۽ ان جي ف٢١ ڇانو انهن تي جهڪيل هوندي ۽ ان جا ڇڳا جهڪائي هيٺ ڪيا ويندا ف٢٢ ۽ انهن تي ڦرندا



ف٢ يعني حضرت آدم عليه السلام تي روح جي ڦوڪڻ کان اڳ چاليهن سالن جو. ف٣ ڇو ته اهو هڪ مٽي جو خمير هو، نه ڪٿي ان جو ذڪر هو، نه ان کي ڪو ڄاڻندو هو، نه ڪنهن کي ان جي پيدائش جي حڪمتن معلوم هيون. هن آيت جي تفسير ۾ هي به چيو ويو آهي ته انسان مان جنس مراد آهي ۽ وقت مان ان جي حمل ۾ رهڻ جو زمانو. ف٤ مرد ۽ عورت جي. ف٥ مڪلف ڪري پنهنجي امر ۽ نهي سان. ف٦ ته جيئن دليلن جو مشاهدو ۽ آيتن کي ٻڌي سگهي. ف٧ دليل قائم ڪري رسول موڪلي ڪري، ڪتاب نازل فرمائي ڪري ته جيئن. ف٨ يعني مؤمن نيڪ بخت. ف٩ ڪافر بد بخت. ف١٠ جن سان ٻڌي ڪري دوزخ جي طرف گهليا ويندا. ف١١ جيڪي ڪنڌن ۾ وڌا ويندا. ف١٢ جنهن ۾ ساڙيا ويندا. ف١٣ جنت ۾. ف١٤ نيڪن جي ثواب بيان فرمائڻ کان پوءِ انهن جي اعمال جو ذڪر فرمايو ويو ته جيڪي اُن ثواب جو سبب ٿيا. ف١٥ باس هيءَ آهي ته جيڪا شيءِ ماڻهوءَ تي واجب نه آهي، اها ڪنهن شرط سان پنهنجي مٿان واجب ڪري، مثلاً هي چوي ته جيڪڏهن منهنجو بيمار چڱو ڀلو ٿئي يا منهنجو مسافر خير خوبيءَ سان واپس اچي ته مان خدا جي واٽ ۾ هيترو صدقو ڏيندس يا هيتريون رڪعتون نماز پڙهندس. نذر جو پورو ڪرڻ واجب ٿئي ٿو. معنيٰ هيءَ آهي ته اهي ماڻهو طاعت، عبادت ۽ شريعت جي واجبات جا عامل آهن، ايستائين جو جيڪي طاعتون غير واجب پنهنجي مٿان نذر سان واجب ڪري ڇڏين ٿا ته انهن کي به پورو ادا ڪن ٿا. ف١٦ يعني شدت ۽ سختي. ف١٧ قتاده چيو ته ان ڏينهن جي سختي ايتري قدر پکڙيل آهي جو سمان ڦاٽي پوندا، ستارا ڪري پوندا، چنڊ ۽ سج بي نور ٿي ويندا، جبل ذرا پرزا ٿي ويندا، ڪا عمارت باقي نه رهندي. هن کان پوءِ هي ٻڌايو وڃي ٿو ته انهن جا اعمال ڏيکاءَ ۽ رياءَ کان خالي آهن. ف١٨ يعني اهڙي حالت ۾ جڏهن خود انهن کي کاڌي جي حاجت ۽ خواهش ٿئي ۽ ڪن مفسرن هن جي معنيٰ هيءَ ورتي آهي ته الله تعالىٰ جي محبت ۾ کارائن ٿا. شان نزول: هيءَ آيت حضرت علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنه، حضرت فاطمة الزهرىٰ رضي الله تعالىٰ عنها ۽ سندن ٻانهي فضه جي حق ۾ نازل ٿي. حسنين ڪريمين رضي الله تعالىٰ عنهما بيمار ٿيا. انهن سڀني انهن جي صحت تي ٽن روزن رکڻ جو نذر ڪيو. الله تعالىٰ کين صحت ڏني، نذر جي پوري ڪرڻ جو وقت آيو سڀني روزا رکيا، حضرت علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنه هڪ يهودي کان ٽي ٽويا جَوَ آندا، حضرت خاتون جنت رضي الله تعالىٰ عنها هڪ هڪ ٽوپو ٽنهي ڏينهن تي پچايو پر جڏهن افطار جو وقت آيو ۽ مانيون اڳيان رکيون ته هڪ ڏينهن مسڪين، ٻئي ڏينهن يتيم ۽ ٽئين ڏينهن قيدي آيو ۽ ٽنهي ڏينهن تي اهي سڀ مانيون انهن ماڻهن کي ڏنيون ويون ۽ فقط پاڻي سان افطار ڪري اڳيون روزو رکيو ويو. ف١٩ تنهن ڪري اسان پنهنجي عمل جي جزا يا شڪرگذاري توهان کان نٿا گهرون، هي عمل هن ڪري آهي ته اسان ان ڏينهن خوف کان امن ۾ رهون. ف٢٠ يعني گرمي ۽ سردي جي ڪا تڪليف اتي نه هوندي. ف٢١ يعني بهشتي وڻن جا. ف٢٢ جو بيٺي، ويٺي ۽ ليٽي هر حال ۾ گوشا آساني سان وٺي سگهن.

عَلَيۡهِمۡ بِاٰنِيَةٍ مِّنۡ فِضَّةٍ وَّ اَكۡوَابٍ كَانَتۡ قَوَارِيۡرَا۠ ﴿١٥﴾ قَوَارِيۡرَا۠

چانديءَ جا ٿانوَ ۽ لوٽا جيڪي شيشي وانگر لڳندا. ڪهڙا (خوبصورت) شيشا چانديءَ جا

مِنۡ فِضَّةٍ قَدَّرُوۡهَا تَقۡدِيۡرًا ﴿١٦﴾ وَيُسۡقَوۡنَ فِيۡهَا كَاۡسًا كَانَ مِزَاجُهَا

و٢٣ ڀيا ريندڙن انهن کي پوري اندازي تي رکيو هوندو و٢٤ ۽ ان ۾ اهي جام پيارا ويندا و٢٥ جنهن ۾ سُنڍ ملايل هوندي و٢٦

زَنۡجَبِيۡلًا ﴿١٧﴾ عَيۡنًا فِيۡهَا تُسَمّٰى سَلۡسَبِيۡلًا ﴿١٨﴾ وَيَطُوۡفُ عَلَيۡهِمۡ وِلۡدَانٌ

اهڙي سنڍ جا آهي، جنت ۾ هڪ چشمو آهي جنهن کي سلسبيل چوندا آهن و٢٧ ۽ انهن جي آس پاس خدمت ۾ ڦرندا هميشه

مُّخَلَّدُوۡنَ ۚ اِذَا رَاَيۡتَهُمۡ حَسِبۡتَهُمۡ لُؤۡلُؤًا مَّنۡثُوۡرًا ﴿١٩﴾ وَاِذَا رَاَيۡتَ ثَمَّ

رهڻ وارا ڇوڪرا و٢٨ جڏهن تون انهن کي ڏسين ته انهن کي سمجهندين موتي آهن پکڙيل و٢٩ ۽ جڏهن تون اوڏانهن نهارين

رَاَيۡتَ نَعِيۡمًا وَّمُلۡكًا كَبِيۡرًا ﴿٢٠﴾ عٰلِيَهُمۡ ثِيَابُ سُنۡدُسٍ خُضۡرٌ وَّ

ته هڪ سُڪون و٣٠ ۽ وڏي بادشاهي ڏسڻ ۾ ايندي و٣١ انهن جي جسم تي آهن ڪريپ جا ساوا ڪپڙا و٣٢ ۽ قنادين جا و٣٣

اِسۡتَبۡرَقٌ وَّحُلُّوۡۤا اَسَاوِرَ مِنۡ فِضَّةٍ ۚ وَسَقٰهُمۡ رَبُّهُمۡ شَرَابًا

۽ انهن کي چانديءَ جا ڪنگڻ پهرايا ويا و٣٤ ۽ انهن کي پاڪيزه شراب سندن رب پياريو

طَهُوۡرًا ﴿٢١﴾ اِنَّ هٰذَا كَانَ لَكُمۡ جَزَآءً وَّكَانَ سَعۡيُكُمۡ مَّشۡكُوۡرًا ﴿٢٢﴾

و٣٥ انهن کي فرمايو ويندو، هيءُ آهي توهان جو انعام و٣٦ ۽ توهان جي محنت مراد واري ٿي و٣٧.

اِنَّا نَحۡنُ نَزَّلۡنَا عَلَيۡكَ الۡقُرۡاٰنَ تَنۡزِيۡلًا ﴿٢٣﴾ فَاصۡبِرۡ لِحُكۡمِ رَبِّكَ

بيشڪ اسان تو تي و٣٨ قرآن آهستي آهستي لاٿو و٣٩ پوءِ تون پنهنجي رب جي حڪم تي صبر سان رهه و٤٠

وَلَا تُطِعۡ مِنۡهُمۡ اٰثِمًا اَوۡ كَفُوۡرًا ﴿٢٤﴾ وَاذۡكُرِ اسۡمَ رَبِّكَ بُكۡرَةً وَّاَصِيۡلًا ﴿٢٥﴾

انهن مان ڪنهن به گنهگار يا ناشڪري جي ڳالهه نه ٻُڌ و٤١ ۽ صبح شام پنهنجي رب جو نالو ياد ڪر و٤٢.

وَمِنَ الَّيۡلِ فَاسۡجُدۡ لَهٗ وَسَبِّحۡهُ لَيۡلًا طَوِيۡلًا ﴿٢٦﴾ اِنَّ هٰۤؤُلَآءِ يُحِبُّوۡنَ

۽ رات جي ڪجهه حصي ۾ ڪيس سجدو ڪر و٤٣ ۽ رات جو گهڻي دير تائين سندس پاڪائي بيان ڪر و٤٤ بيشڪ اهي ماڻهو و٤٥ جلد ملڻ

الۡعَاجِلَةَ وَيَذَرُوۡنَ وَرَآءَهُمۡ يَوۡمًا ثَقِيۡلًا ﴿٢٧﴾ نَحۡنُ خَلَقۡنٰهُمۡ وَ

واري شيءِ کي پسند ڪندا آهن و٤٦ ۽ پنهنجي پٺيان هڪ وزني ڏينهن کي ڇڏي ويٺا آهن و٤٧ اسان انهن کي پيدا ڪيو ۽ انهن

شَدَدۡنَاۤ اَسۡرَهُمۡ ۚ وَاِذَا شِئۡنَا بَدَّلۡنَاۤ اَمۡثَالَهُمۡ تَبۡدِيۡلًا ﴿٢٨﴾ اِنَّ هٰذِهٖ

جا جوڙ مضبوط ڪيا ۽ اسان جڏهن گهرون و٤٨ انهن جهڙا ٻيا مٽائي آڻيون و٤٩ بيشڪ هي،

(حاشيو: قريءَ حفص بغير الالف في الوصل فيهما و وقف على الاول بالالف و على الثاني بغير الالف ١٢)

ع ١ ٢٢ ١٩



و٢٣ جنتي ٿانوَ چانديءَ جا هوندا ۽ چانديءَ جي رنگ ۽ ان جي حسن سان گڏ شيشي وانگر صاف شفاف هوندا، جو انهن ۾ جيڪا شيءِ پيتي ويندي، اها ٻاهران نظر ايندي. و٢٤ يعني پيئڻ وارن جي نيڪ اندازي سان نه ان کان گهٽ، نه زياده. اهو سليقو جنتي خادمن سان خاص آهي، دنيا جي ساقين کي حاصل نه آهي. و٢٥ شراب طهور جا. و٢٦ ان جي ملاوت سان شراب جي لذت اچا ڦليو ٿي ويندي. و٢٧ مقرب ته خالص انهيءَ کي پيئندا ۽ باقي جنت وارن جي شرابن ۾ ان جي ملاوت هوندي. هي چشمو عرش جي هيٺان جنتِ عدن کان ٿيندو سڀني جنتن ۾ وهي ٿو. و٢٨ جيڪي نه ڪڏهن مرندا، نه پوڙها ٿيندا، نه انهن ۾ ڪا تبديلي ايندي، نه خدمت کان ڪيٻائيندا. انهن جي حسن جي هيءَ حالت هوندي. و٢٩ يعني جهڙيءَ طرح صاف فرش تي موتي رونق دار پکڙيل هجن، ان حسن ۽ صفائيءَ سان جنتي غلمان خدمت ۾ مشغول هوندا. و٣٠ جنهن جي وصف بيان ۾ نه ٿي اچي سگهي و٣١ جنهن جي حد ۽ انتها نه آهي، نه ان کي زوال، نه جنتيءَ کي اتان انتقال، وسعت جو هي نمونو، جو گهٽ مرتبي وارو جنتي جڏهن پنهنجي ملڪ ۾ نظر ڪندو ته هزار سالن جي وات تائين ايئن ئي ڏسندو جيئن پنهنجي قريب جي جڳهه ڏسندو هجي. شوڪت ۽ دٻدٻو هي هوندو جو ملائڪ اجازت کان سواءِ نه ايندا. و٣٢ يعني باريڪ ريشم جا. و٣٣ يعني ٿلهي ريشم جا. و٣٤ حضرت ابن مسيب رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته هر هڪ جنتي جي ٻانهن ۾ ٽي ڪنگڻ هوندا، هڪ چانديءَ جو، ٻيو سون جو ۽ ٽيون موتيءَ جو. و٣٥ جيڪو نهايت پاڪ صاف، نه ان کي ڪنهن جو هٿ لڳو، نه ڪنهن ان کي ڇهيو، نه اهو پيئڻ کان پوءِ دنيا جي شراب وانگر جسم جي اندر سڙي ڪري پيشاب بڻجي، بلڪ ان جي صفائيءَ جي هيءَ حالت آهي ته جسم جي اندر لهي ڪري پاڪ خوشبوءِ بڻجي ڪري جسم مان نڪري ٿي. جنتين کي کاڌي کان پوءِ شراب پيش ڪيو ويندو، ان جي پيئڻ سان انهن جا پيٽ صاف ٿي ويندا ۽ جيڪو انهن کاڌو آهي، سو پاڪ خوشبوءِ بڻجي ڪري انهن جي جسمن مان نڪرندي ۽ انهن جون خواهشون ۽ رغبتون وري تازيون ٿي وينديون. و٣٦ يعني توهان جي اطاعت ۽ فرمانبرداريءَ جو. و٣٧ جو توهان کان توهان جو رب راضي ٿيو ۽ ان توهان کي وڏو ثواب عطا فرمايو. و٣٨ اي محبوب سيد عالم صلى الله تعاليٰ عليه وآله وسلم! و٣٩ آيت آيت ڪري ۽ ان ۾ الله تعاليٰ جون وڏيون حڪمتون آهن. و٤٠ رسالت جي تبليغ فرمائي ڪري ۽ ان ۾ تڪليفون سهي ڪري دين جي دشمنن جا ايذاءَ برداشت ڪري. و٤١ شانِ نزول: عتبه بن ربيعه ۽ وليد بن مغيره محبوب نبي ڪريم صلى الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن وٽ آيا ۽ چوڻ لڳا ته توهان ان ڪم کان باز اچو يعني دين کان. عتبه چيو ته توهان ايئن ڪريو ته پوءِ مان پنهنجي ڌيءُ توهان کي نڪاح ۾ ڏيان ۽ مهر کان سواءِ توهان جي خدمت ۾ حاضر ڪريان. وليد چيو مان توهان کي ايترو مال ڏيان جو توهان راضي ٿي وڃو، ان تي هيءَ آيت نازل ٿي. و٤٢ نماز ۾ صبح جي ذڪر مان فجر جي نماز ۽ شام جي ذڪر مان ظهر ۽ عصر جون نمازون مراد آهن. و٤٣ يعني مغرب ۽ عشاءَ جون نمازون پڙهو. هن آيت ۾ پنجن نمازن جو ذڪر فرمايو ويو. و٤٤ يعني فرض کان پوءِ نفل پڙهندا رهو. هن ۾ تهجد جي نماز اچي ويئي. ڪن مفسرن فرمايو ته زباني ذڪر مراد آهي. مقصد هي آهي ته ڏينهن رات جي سڀني وقتن ۾ دل ۽ زبان سان ذڪر الاهي ۾ مشغول رهو. و٤٥ يعني ڪافر. و٤٦ يعني دنيا جي محبت ۾ گرفتار آهن. و٤٧ يعني قيامت جي ڏينهن کي، جنهن جون سختيون ڪافرن تي تمام ڳريون ٿينديون، نه ان تي ايمان آڻن ٿا، نه ان ڏينهن جي لاءِ عمل ڪن ٿا. و٤٨ انهن کي هلاڪ ڪري ڇڏيون ۽ انهن جي بجاءِ. و٤٩ جيڪي اطاعت شعار هجن.

تَذْكِرَةٌ ۚ فَمَنْ شَآءَ اتَّخَذَ اِلٰى رَبِّهٖ سَبِيْلًا ۝٢٩ وَمَا تَشَآءُوْنَ اِلَّآ

نصيحت آهي ف٥٠ پوءِ جيڪو چاهي تہ پنهنجي رب جي طرف واٽ اختيار ڪري ف٥١ ۽ توهان ڇا گهرو مگر

اَنْ يَّشَآءَ اللّٰهُ ؕ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ عَلِيْمًا حَكِيْمًا ۝٣٠ يُّدْخِلُ مَنْ يَّشَآءُ

هي تہ الله گهري ف٥٢ بيشڪ اهو علم ۽ حڪمت وارو آهي. پنهنجي رحمت ۾ آڻي ٿو ف٥٣

فِيْ رَحْمَتِهٖ ؕ وَالظّٰلِمِيْنَ اَعَدَّ لَهُمْ عَذَابًا اَلِيْمًا ۝٣١

جنهن کي گهري ف٥٤ ۽ ظالمن جي واسطي ان دردناڪ عذاب تيار ڪري رکيو آهي ف٥٥.

سُوْرَةُ الْمُرْسَلٰتِ ۷۷ مَكِّيَّةٌ ٣٣ | بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ | اٰيَاتُهَا ٥٠ رُكُوْعَاتُهَا ٢

سورة مرسلت مڪي آهي هن ۾ : الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١ : پنجاهہ آيتون ۽ ٻہ رڪوع آهن

وَالْمُرْسَلٰتِ عُرْفًا ۝١ فَالْعٰصِفٰتِ عَصْفًا ۝٢ وَّالنّٰشِرٰتِ نَشْرًا ۝٣

قسم انهن جو جيڪي موڪليون وڃن ٿيون لڳاتار ف٢ پوءِ زور سان جهونڪا ڏيندڙن. پوءِ اڀاري اٿاريندڙن ف٣

فَالْفٰرِقٰتِ فَرْقًا ۝٤ فَالْمُلْقِيٰتِ ذِكْرًا ۝٥ عُذْرًا اَوْ نُذْرًا ۝٦ اِنَّمَا

پوءِ حق ناحق کي خوب جدا ڪندڙن. پوءِ انهن جو قسم جيڪي ذڪر جو القاءُ ڪن ٿيون ف٤ حجت پوري ڪرڻ يا ڊيڄارڻ جي واسطي بيشڪ جنهن ڳالهہ جو توهان

تُوْعَدُوْنَ لَوَاقِعٌ ؕ ۝٧ فَاِذَا النُّجُوْمُ طُمِسَتْ ۝٨ وَاِذَا السَّمَآءُ فُرِجَتْ ۝٩

سان وعدو ڪيو وڃي ٿو ف٥ ضرور ٿيڻي آهي ف٦ پوءِ جڏهن تارا ميٽيا ويندا ۽ جڏهن آسمان چيرجي ويندو .

وَاِذَا الْجِبَالُ نُسِفَتْ ۝١٠ وَاِذَا الرُّسُلُ اُقِّتَتْ ۝١١ لِاَيِّ يَوْمٍ

۽ جڏهن پهاڙ غبار ڪري اڏايا وڃن . ۽ جڏهن رسولن جو وقت اچي ف٧ ڪهڙي ڏينهن جي واسطي ترسايا ويا هئا

اُجِّلَتْ ۝١٢ لِيَوْمِ الْفَصْلِ ۝١٣ وَمَآ اَدْرٰىكَ مَا يَوْمُ الْفَصْلِ ۝١٤

فيصلي جي ڏينهن جي واسطي. تو کي ڪهڙي خبر اهو فيصلي جو ڏينهن ڇا آهي ف٨ خرابي آهي ان ڏينهن تڪذيب

وَيْلٌ يَّوْمَئِذٍ لِّلْمُكَذِّبِيْنَ ۝١٥ اَلَمْ نُهْلِكِ الْاَوَّلِيْنَ ۝١٦ ثُمَّ نُتْبِعُهُمُ

ڪندڙن جي ف٩ ڇا اسان اڳين کي هلاڪ نہ فرمايو. ف١٠ وري پوين کي انهن جي پٺيان

الْاٰخِرِيْنَ ۝١٧ كَذٰلِكَ نَفْعَلُ بِالْمُجْرِمِيْنَ ۝١٨ وَيْلٌ يَّوْمَئِذٍ

پهچائينداسي ف١١ مجرمن سان اسان ايئن ئي ڪندا آهيون ان ڏينهن برٻادي آهي تڪذيب ڪندڙن

لِّلْمُكَذِّبِيْنَ ۝١٩ اَلَمْ نَخْلُقْكُّمْ مِّنْ مَّآءٍ مَّهِيْنٍ ۝٢٠ فَجَعَلْنٰهُ فِيْ

جي . ڇا اسان توهان کي هڪ بي قدر پاڻي مان پيدا نہ فرمايو ف١٢ پوءِ ان کي هڪ محفوظ جاءِ ۾

ف٥٠ مخلوق جي لاءِ . ف٥١ ان جي فرمانبرداري ڪري ۽ ان جي رسول جي تابعداري ڪري. ف٥٢ ڇو تہ جيڪو ڪجهہ ٿئي ٿو انهيءَ جي مشيت سان ٿئي ٿو. ف٥٣ يعني جنت ۾ داخل فرمائي ٿو. ف٥٤ ايمان عطا فرمائي ڪري. ف٥٥ ظالمن مان ڪافر مراد آهن .

ف١ سورة مُرسلات مڪي آهي هن ۾ ٻہ رڪوع پنجاهہ آيتون، هڪ سؤ اسي ڪلما ۽ اٺ سؤ سوره حرف آهن. شانِ نزول: حضرت ابن مسعود رضی الله تعالیٰ عنہ فرمايو تہ والمرسلت جن جي رات ۾ نازل ٿي. اسان محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي خدمت باسعادت ۾ هئاسون. جڏهن منیٰ جي غار ۾ پهتاسون تہ والمرسلت نازل ٿي. اسان حضور محبوب جن کان ان کي پڙهندا هئاسون ۽ محبوب سائين جن ان جي تلاوت فرمائيندا هئا. اوچتو هڪ نانگ ٽپو ڏنو ۽ اسان ان کي مارڻ جي لاءِ ڀڳاسون، اهو ڀڄي ويو. حضور جن فرمايو، توهان ان جي برائي کان بچايا ويؤ ۽ اهو توهان جي برائي کان. هيءُ غار منیٰ ۾ غار والمرسلت جي نالي سان مشهور آهي. ف٢ انهن آيتن ۾ جيڪي قسم مذڪور آهن، اهي پنج صفتون آهن ۽ جن جا موصوف ظاهر ۾ مذڪور نہ آهن. انهيءَ ڪري مفسرن انهن جي تفسير ۾ گهڻا سبب ذڪر ڪيا آهن. ڪن اهي پنج ئي صفتون هوائن جون قرار ڏنيون آهن. ڪن ملائڪن جون. ڪن قرآن پاڪ جي آيتن جون، ڪن ڪامل نفسن جون، جيڪي استڪمال (انسانيت جي تڪميل جي لاءِ بدنن جي طرف موڪليا وڃن ٿا، پوءِ اهي رياضتن جي جهونڪن سان ماسواءِ حق کي اڏاري ڇڏن ٿا، وري سمورن عضون ۾ ان اثر کي ڦهلائن ٿا، وري حق بالذات ۽ باطل في نفسه ۾ فرق ڪن ٿا ۽ ذاتِ الاهي کان سواءِ هر شيءِ کي هلاڪ ڏسن ٿا. وري ذڪر جو القاءُ ڪن ٿا، هن طرح تہ دلين ۾ ۽ زبانن تي الله تعالیٰ جو ذڪر ئي ٿئي ٿو ۽ ذڪر جو هڪ سبب هي آهي تہ پهرين ٽن صفتن مان هوائون مراد آهن ۽ باقي ٻن مان ملائڪ. ان تقدير تي معنیٰ هي آهي تہ انهن هوائن جو قسم جيڪي لڳاتار موڪليون وڃن ٿيون، وري زور سان جهولا ڏين ٿيون، انهن مان عذاب جون هوائون مراد آهن (خازن ۽ جمل وغيره). ف٣ يعني اهي رحمت جون هوائون جيڪي ڪڪرن کي ڪڻن ٿيون، ان کان پوءِ جيڪي صفتون مذڪور آهن، اهي آخري قول تي ملائڪن جي جماعتن جون آهن. ابن ڪثير چيو تہ فارقات ۽ ملقيات مان ملائڪن جون جماعتون مراد هجڻ تي اجماع آهي. ف٤ نبين ۽ رسولن وٽ وحي آڻي ڪري. ف٥ يعني بعث، عذاب ۽ قيامت جي اچڻ جو. ف٦ جوان جي هجڻ ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي. ف٧ جو اهي امتن تي شاهدي ڏيڻ جي لاءِ گڏ ڪيا وڃن. ف٨ ۽ ان جي هول ۽ دهشت جي ڇا صورت آهي. ف٩ جيڪي دنيا ۾ توحيد، نبوت، آخرت جي ڏينهن، بعث ۽ حساب جا انڪاري هئا. ف١٠ دنيا ۾ عذاب نازل ڪري، جڏهن انهن رسولن کي ڪوڙو ڪيو. ف١١ يعني جيڪي اڳين امتن جي ڪرتن جي واٽ اختيار ڪري محبوب سيد عالم محمّد مصطفیٰ احمد مجتبیٰ صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي تڪذيب ڪن ٿا، انهن کي بہ اڳين وانگر هلاڪ فرمائينداسون. ف١٢ يعني نطفي مان.

قَرَارٍ مَّكِيْنٍ ﴿٢١﴾ اِلٰى قَدَرٍ مَّعْلُوْمٍ ﴿٢٢﴾ فَقَدَرْنَا ۖ فَنِعْمَ الْقٰدِرُوْنَ ﴿٢٣﴾

رکيو ۱۳ هڪ مقرر اندازي تائين ۱۴ پوءِ اسان اندازو فرمايو پوءِ اسان ڪهڙا نه بهترين قادر آهيون ۱۵

وَيْلٌ يَّوْمَئِذٍ لِّلْمُكَذِّبِيْنَ ﴿٢٤﴾ اَلَمْ نَجْعَلِ الْاَرْضَ كِفَاتًا ﴿٢٥﴾

ان ڏينهن ڪوڙ وچوندڙن جي واسطي خرابي آهي. ڇا اسان زمين کي گڏ ڪندڙ نه بنايو. توهان جي

اَحْيَآءً وَّاَمْوَاتًا ﴿٢٦﴾ وَّجَعَلْنَا فِيْهَا رَوَاسِيَ شٰمِخٰتٍ وَّاَسْقَيْنٰكُمْ

جيئرن ۽ مئلن جي واسطي ۱۶ ۽ اسان ان ۾ اُچا اُچا لنگر وڌا ۱۷ ۽ اسان توهان کي خوب مٺو پاڻي

مَّآءً فُرَاتًا ﴿٢٧﴾ وَيْلٌ يَّوْمَئِذٍ لِّلْمُكَذِّبِيْنَ ﴿٢٨﴾ اِنْطَلِقُوْٓا اِلٰى مَا

پياريو ۱۸ ان ڏينهن ڪوڙ وچوندڙن جي تباهي آهي ۱۹ هلو ان جي طرف

كُنْتُمْ بِهٖ تُكَذِّبُوْنَ ﴿٢٩﴾ اِنْطَلِقُوْٓا اِلٰى ظِلٍّ ذِيْ ثَلٰثِ شُعَبٍ ﴿٣٠﴾

۲۰ جنهن کي ڪوڙ وچوندا هُئا. هلوان دونهين جي ڇانو جي طرف جنهن جون ٽي شاخون آهن

لَّا ظَلِيْلٍ وَّلَا يُغْنِيْ مِنَ اللَّهَبِ ﴿٣١﴾ اِنَّهَا تَرْمِيْ بِشَرَرٍ كَالْقَصْرِ ﴿٣٢﴾

۲۱ نه ڇانو ڏي ۲۲ ۽ نه ڇيئي کان بچائي ۲۳ بيشڪ دوزخ چڻنگون اڏائي ٿو

كَاَنَّهٗ جِمٰلَتٌ صُفْرٌ ﴿٣٣﴾ وَيْلٌ يَّوْمَئِذٍ لِّلْمُكَذِّبِيْنَ ﴿٣٤﴾ هٰذَا

۲۴ جيئن اُچا محل جڻ اهي ڳاڙهي رنگ جا اُٺ هجن. ان ڏينهن ڪوڙ وچوندڙن جي واسطي بربادي آهي

يَوْمُ لَا يَنْطِقُوْنَ ﴿٣٥﴾ وَلَا يُؤْذَنُ لَهُمْ فَيَعْتَذِرُوْنَ ﴿٣٦﴾ وَيْلٌ

هيءَ ڏينهن آهي جو نه اهي ڳالهائي سگهن ۲۵ ۽ نه انهن کي اجازت ملي جو بهانا ناهن ۲۶.

يَّوْمَئِذٍ لِّلْمُكَذِّبِيْنَ ﴿٣٧﴾ هٰذَا يَوْمُ الْفَصْلِ ۚ جَمَعْنٰكُمْ وَ

ان ڏينهن ڪوڙ وچوندڙن جي واسطي تباهي آهي. هيءَ آهي فيصلي جو ڏينهن اسان توهان کي گڏ ڪيو ۲۷

الْاَوَّلِيْنَ ﴿٣٨﴾ فَاِنْ كَانَ لَكُمْ كَيْدٌ فَكِيْدُوْنِ ﴿٣٩﴾ وَيْلٌ يَّوْمَئِذٍ

۽ سمورن اڳين کي ۲۸ پوءِ جيڪڏهن توهان وٽ ڪا سازش هجي ته مون تي هلائي ڏسو ۲۹ ان ڏينهن ڪوڙ وچوندڙن

لِّلْمُكَذِّبِيْنَ ﴿٤٠﴾ اِنَّ الْمُتَّقِيْنَ فِيْ ظِلٰلٍ وَّعُيُوْنٍ ﴿٤١﴾ وَّفَوَاكِهَ

جي واسطي خرابي آهي. بيشڪ پرهيزگار ۳۰ ڇانو ۽ چشمن ۾ آهن. ۽ ميون مان جيڪي سندن

مِمَّا يَشْتَهُوْنَ ﴿٤٢﴾ كُلُوْا وَاشْرَبُوْا هَنِيْٓـئًا بِمَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ﴿٤٣﴾

دل کي پسند اچن ۳۱ کائو ۽ پيئو خوشگوارتي ۳۲ پنهنجن عملن جي انعام ۳۳ بيشڪ

ع ۱ ۴۰ ۲۱

منزل ۷

۱۳ يعني رحم ۾. ۱۴ ولادت جي وقت تائين، جنهن کي الله تعالیٰ ڄاڻي ٿو. ۱۵ اندازي فرمائڻ تي (جمل). ۱۶ جو زنده ان جي مٿان رهن ٿا ۽ مئل ان جي اندر. ۱۷ بلند جبلن جا. ۱۸ زمين ۾ چشما پيدا ڪري. اهي سمورئيون ڳالهيون مئلن کي زنده ڪرڻ کان زياده عجيب آهن. ۱۹ ۽ قيامت جي ڏينهن ڪافرن کي چيو ويندو ته جنهن باهه جو توهان انڪار ڪندا هيؤ، ان جي طرف وڃو. ۲۰ يعني ان عذاب جي طرف. ۲۱ هن مان جهنم جو دونهون مراد آهي جيڪو بلند ٿي ڪري ٽي شاخون ٿي ويندو. هڪ ڪافرن جي مٿان ٿي، ٻيو انهن جي ساڄي ۽ ٽيون انهن جي کاٻي ۽ حساب کان فارغ ٿيڻ تائين انهن کي انهي دونهين ۾ رهڻ جو حڪم ٿيندو، جڏهن ته الله تعالیٰ جا پيارا پانهنجا سنديس عرش جي ڇانو ۾ هوندا. هن کان پوءِ جهنم جي دونهين جو شان بيان فرمايو وڃي ٿو ته اهو اهڙو آهي جو: ۲۲ جنهن کان ان ڏينهن جي گرمي کان ڪجهه امن لهي سگهن. ۲۳ جهنم جي باهه جي. ۲۴ ايترو ايترو وڏيون. ۲۵ نه ڪا اهڙي حجت پيش ڪري سگهندا، جيڪا انهن کي ڪم ڏي. حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته قيامت جي ڏينهن گهڻيون جڳهون هونديون، ڪن ۾ ڪلام ڪندا، ڪن ۾ وري ڪجهه ڳالهائي نه سگهندا. ۲۶ ۽ حقيقت ۾ انهن وٽ ڪو عذر ئي ڪونه هوندو ڇو ته دنيا ۾ حجتون پوريون ڪيون ۽ آخرت جي لاءِ ڪا جاءِ عذر جي باقي نه رکي ويئي، البت انهن کي هي فاسد خيال ايندو ته ڪجهه حيلا ۽ بهانا ناهن، انهن حيلن پيش ڪرڻ جي اجازت نه هوندي. جنيد رضی الله تعالیٰ عنه فرمايو ته ان کي عذر ئي ڪهڙو آهي، جنهن نعمت ڏيڻ واري کان روگرداني ڪئي، ان جي نعمتن کي ڪوڙو ڪيو، ان جي احسانن جي ناشڪري ڪئي. ۲۷ اي محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جي تڪذيب ڪرڻ وارؤ! ۲۸ جيڪي توهان کان اڳ نبين سڳورن جي تڪذيب ڪندا هئا. توهان ۽ انهن سڀني جو حساب ڪيو ويندو ۽ توهان ۽ انهن سڀني کي عذاب ڪيو ويندو. ۲۹ ۽ ڪهڙي طرح پنهنجو پاڻ کي عذاب کان بچائي سگهو، پوءِ بچائي وٺو. هيءَ انتهائي جي جهٽڪ ۽ ملامت آهي: ڇو ته اهي اهو يقيني ڄاڻيندا هوندا ته نه اڄ ڪو مڪر هلي سگهي ٿو ۽ نه ڪو حيلو ڪم ڏيئي ٿو سگهي. ۳۰ جيڪي عذاب الاهي جو خوف رکندا هئا، جنتي وڻن جي. ۳۱ ان مان لذت حاصل ڪن ٿا. هن آيت مان ثابت ٿيو ته جنتين کي سندن مرضيءَ موافق نعمتون ملنديون دنيا جي خلاف، هتي ماڻهوءَ کي جيڪو حاصل ٿئي ٿو، ان تي راضي ٿيڻو پوي ٿو ۽ جنتين کي چيو ويندو. ۳۲ لذيذ ۽ خالص، جنهن ۾ بدبو ارتين جو ڪو امڪان نه آهي. ۳۳ انهن طاعتن جو جيڪي توهان دنيا ۾ ڪندا هيؤ.

إِنَّا كَذَٰلِكَ نَجْزِي الْمُحْسِنِينَ ﴿٤٤﴾ وَيْلٌ يَوْمَئِذٍ لِّلْمُكَذِّبِينَ ﴿٤٥﴾

نيڪن کي اينءَ ئي بدلو ڏيندا آهيون . ان ڏينهن ڪوڙو چوندڙن جي واسطي خرابي آهي وٽ ۳٤

كُلُوا وَتَمَتَّعُوا قَلِيلًا إِنَّكُم مُّجْرِمُونَ ﴿٤٦﴾ وَيْلٌ يَوْمَئِذٍ لِّلْمُكَذِّبِينَ ﴿٤٧﴾

ڪجهه ڏينهن کائي پيءُ نفعو وٺو وٽ ۳۵ ضرور توهان مجرم آهيو ۳٦ ان ڏينهن ڪوڙو چوندڙن جي واسطي ويل آهي .

وَإِذَا قِيلَ لَهُمُ ارْكَعُوا لَا يَرْكَعُونَ ﴿٤٨﴾ وَيْلٌ يَوْمَئِذٍ

۽ جڏهن انهن کي چيو ويو . نماز پڙهو ته نماز نه ٿا پڙهن . ان ڏينهن تڪذيب ڪندڙن جي واسطي

لِّلْمُكَذِّبِينَ ﴿٤٩﴾ فَبِأَيِّ حَدِيثٍ بَعْدَهُ يُؤْمِنُونَ ﴿٥٠﴾

خرابي آهي . پوءِ ان وٽ ۳۷ کان بعد ڪهڙي ڳالهه تي ايمان آڻيندا وٽ ۳۸

ع ۲ / ۱۰ / ۲۲

سُورَةُ النَّبَإِ ۷۸ مَكِّيَّةٌ ۸۰ — آيَاتُهَا ۴۰ — رُكُوعَاتُهَا ۲

سورة نبا مڪي آهي هن ۾ چاليهه آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن .

بِسْمِ اللَّهِ الرَّحْمَٰنِ الرَّحِيمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) وٽ ۱

الجزء ۳۰

عَمَّ يَتَسَاءَلُونَ ﴿١﴾ عَنِ النَّبَإِ الْعَظِيمِ ﴿٢﴾ الَّذِي هُمْ فِيهِ

اهي وٽ ۲ پاڻ ۾ ڇا جي پڇا ڳاڇا ڪن ٿا وٽ ۳ وڏي خبر جي وٽ ٤ جنهن ۾ اهي ڪا في اختلاف

مُخْتَلِفُونَ ﴿٣﴾ كَلَّا سَيَعْلَمُونَ ﴿٤﴾ ثُمَّ كَلَّا سَيَعْلَمُونَ ﴿٥﴾ أَلَمْ نَجْعَلِ

رکن ٿا وٽ ۵ هائو هائو اجهو ڄاڻندا . پوءِ پڪ پڪ ڄاڻندا وٽ ٦ ڇا اسان زمين کي فرش

الْأَرْضَ مِهَادًا ﴿٦﴾ وَالْجِبَالَ أَوْتَادًا ﴿٧﴾ وَخَلَقْنَاكُمْ أَزْوَاجًا ﴿٨﴾ وَجَعَلْنَا

نه بنايو وٽ ۷ ۽ پهاڙن کي ميخون وٽ ۸ ۽ توهان کي بنايوسي جوڙا جوڙا وٽ ۹ ۽ توهان جي ننڊ کي

نَوْمَكُمْ سُبَاتًا ﴿٩﴾ وَجَعَلْنَا اللَّيْلَ لِبَاسًا ﴿١٠﴾ وَجَعَلْنَا النَّهَارَ مَعَاشًا ﴿١١﴾

آرام بنايوسي وٽ ۱۰ ۽ رات کي پردو ڍڪيندڙ بنايو وٽ ۱۱ ۽ ڏينهن کي روزگار جي واسطي مقرر ڪيوسي وٽ ۱۲

وَبَنَيْنَا فَوْقَكُمْ سَبْعًا شِدَادًا ﴿١٢﴾ وَجَعَلْنَا سِرَاجًا وَهَّاجًا ﴿١٣﴾ وَأَنزَلْنَا

۽ توهان جي مٿان ست مضبوط عمارتون ٺاهيون وٽ ۱۳ ۽ انهن ۾ هڪ نهايت چمڪندڙ چراغ رکيوسي وٽ ۱٤ . ۽ پوءِ

مِنَ الْمُعْصِرَاتِ مَاءً ثَجَّاجًا ﴿١٤﴾ لِّنُخْرِجَ بِهِ حَبًّا وَنَبَاتًا ﴿١٥﴾ وَجَنَّاتٍ

ڪڪرن مان زوردار پاڻي لاٿو . جيئن اسان پيدا فرمايون اناج ۽ ساوڪ ان سان ۽ گهاٽا باغ



وٽ ۳٤ هن کان پوءِ هدايت جي طور تي ڪافرن کي خطاب ڪيو ويو ته اي دنيا ۾ تڪذيب ڪرڻ وارؤ! توهان دنيا ۾ وٽ ۳۵ پنهنجي موت جي وقت تائين . وٽ ۳٦ ڪافر آهيو ۽ دائمي عذاب جا حقدار آهيو . وٽ ۳۷ قرآن شريف. وٽ ۳۸ يعني قرآن شريف ڪتب الاهيه ۾ سڀني کان آخري ڪتاب آهي ۽ تمام پڌرو ۽ چٽو معجزو آهي، ان تي ايمان نه آندو ته پوءِ ايمان آڻڻ جي ڪا صورت

.....: نه آهي :.....

وٽ ۱ سورة نبأ کي سورة تساؤل ۽ سورة عم يتساءلون به چوندا آهن . هي سورة مڪي آهي، هن ۾ ٻه رڪوع، چاليهه يا ايڪيتاليهه آيتون، هڪ سؤ ٽيهتر ڪلما ۽ نو سؤ ستر حرف آهن . وٽ ۲ قريش جا ڪافر . وٽ ۳ محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جڏهن مڪي وارن کي توحيد جي دعوت ڏني ۽ مرڻ کان پوءِ زنده ٿيڻ جي خبر ڏني ۽ قرآن ڪريم جي تلاوت فرمائي ڪري انهن کي ٻڌايائون ته انهن جي پاڻ ۾ گفتگو شروع ٿي ۽ هڪ ٻئي کان پڇڻ لڳا ته محمّد (صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم) جن ڪهڙو دين آندو آهي . هن آيت ۾ انهن جي گفتگو جو بيان فرمايو ويو آهي يعني اها ڪهڙي عظيم الشان ڳالهه آهي جو جنهن ۾ هي ماڻهو هڪ ٻئي کان پڇا ڳاڇا ڪري رهيا آهن . هن کان پوءِ اها ڳالهه بيان فرمائي وڃي ٿي . وٽ ٤ وڏي خبر مان مُراد يا قرآن ڪريم آهي يا سيد عالم محبوب محمّد مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي نبوت ۽ سندن دين يا مرڻ کان پوءِ زنده ٿيڻ جو مسئلو . وٽ ۵ جو ڪي ته قطعي انڪار ڪن ٿا، ڪي شڪ ۾ آهن ۽ قرآن ڪريم کي انهن مان ڪو جادو چوي ٿو، ڪو شعر، ڪو ڪهانت ۽ ڪو ٻيو ڪجهه . اهڙي طرح محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي ڪو جادوگر چوي ٿو ته ڪو شاعر ڪو ٻيو ڪاهن . وٽ ٦ ان تڪذيب ۽ انڪار جي نتيجي کي . هن کان پوءِ الله تعالىٰ پنهنجي قدرت جي عجائب مان چند شيون ذڪر فرمايون ته جيئن اهي ماڻهو انهن جي دلالت سان الله تعالىٰ جي توحيد کي ڄاڻن ۽ هي سمجهن ته الله تعالىٰ جهان کي پيدا ڪرڻ، ان کان پوءِ ان کي فنا ڪرڻ ۽ فنا کان پوءِ وري حساب ۽ جزا جي لاءِ پيدا ڪرڻ تي قادر آهي . وٽ ۷ جو توهان ان ۾ رهو ۽ اها توهان جي آرامگاهه هجي . وٽ ۸ جن سان زمين ثابت ۽ قائم رهي . وٽ ۹ مرد ۽ عورت . وٽ ۱۰ توهان جي جسمن جي لاءِ ته جيئن ان سان ٿڪ ۽ صدمو ۽ ٿڪاوٽ دور ٿئي ۽ راحت حاصل ٿئي . وٽ ۱۱ جيڪا پنهنجي اونداهي سان هر شيءِ کي لڪائي ٿي . وٽ ۱۲ ته توهان ان ۾ الله تعالىٰ جو فضل ۽ پنهنجي روزي تلاش ڪريو . وٽ ۱۳ جن تي زماني گذرڻ جو اثر نه ٿو ٿئي ۽ پراڻائپ ۽ ڀيري انهن تائين رسائي نه ٿي لهي . انهن بناوتن مان مراد ست آسمان آهن . وٽ ۱٤ يعني سج، جنهن ۾ روشني به آهي ۽ گرمي به .

أَلْفَافًا ﴿١٦﴾ إِنَّ يَوْمَ الْفَصْلِ كَانَ مِيقَاتًا ﴿١٧﴾ يَوْمَ يُنفَخُ فِي الصُّورِ

ء ساوا باغ. ١٥ بيشڪ فيصلي جو ڏينهن ١٦ هڪ مقرر وقت تي آهي. جنهن ڏينهن صور ۾ ڦوڪيو ويندو ١٧

فَتَأْتُونَ أَفْوَاجًا ﴿١٨﴾ وَفُتِحَتِ السَّمَاءُ فَكَانَتْ أَبْوَابًا ﴿١٩﴾ وَسُيِّرَتِ

پوءِ توهان هليا ايندؤ ١٨ ٽولا ٽولا ٿي ۽ آسمان کوليو ويندو جو ڄڻ پوندا دروازا ١٩ ۽ پهاڙ هلايا ويندا

الْجِبَالُ فَكَانَتْ سَرَابًا ﴿٢٠﴾ إِنَّ جَهَنَّمَ كَانَتْ مِرْصَادًا ﴿٢١﴾ لِّلطَّاغِينَ

پوءِ ٿي پوندا رڳ جي چمڪدار واري وانگر پاڻي جو ڏوکو ڏيندڙ بيشڪ جهنم انتظار ۾ آهي سرڪشن جي واسطي آهي

مَآبًا ﴿٢٢﴾ لَّابِثِينَ فِيهَا أَحْقَابًا ﴿٢٣﴾ لَّا يَذُوقُونَ فِيهَا بَرْدًا وَلَا شَرَابًا ﴿٢٤﴾

ٺڪاڻو. ان ۾ رهندا ڊگهي مدت ٢٠ ان ۾ ڪنهن به طرح نه ٿڌ جو مزو ڏسندا ۽ نه ڪجهه پيئڻ جو

إِلَّا حَمِيمًا وَغَسَّاقًا ﴿٢٥﴾ جَزَاءً وِفَاقًا ﴿٢٦﴾ إِنَّهُمْ كَانُوا لَا يَرْجُونَ

مگر ٽهڪندڙ پاڻي ۽ دوزخين جي سڙندڙ پونءِ. جهڙو عمل تهڙي سزا ٢١ بيشڪ انهن کي حساب جو خوف نه هو

حِسَابًا ﴿٢٧﴾ وَكَذَّبُوا بِآيَاتِنَا كِذَّابًا ﴿٢٨﴾ وَكُلَّ شَيْءٍ أَحْصَيْنَاهُ

٢٢ . ۽ انهن اسان جي آيتن کي بيحد ڪوڙ ڄاتو ۽ اسان ٢٣ هر شيءِ جو ڪئي احاطو ڪيو آهي ٢٤

كِتَابًا ﴿٢٩﴾ فَذُوقُوا فَلَن نَّزِيدَكُمْ إِلَّا عَذَابًا ﴿٣٠﴾ إِنَّ لِلْمُتَّقِينَ مَفَازًا ﴿٣١﴾

۾ هاڻي چکو جو اسان توهان کي نه وڌائينداسين مگر عذاب. بيشڪ پرهيزگارن جي واسطي ڪاميابي جي جاءِ آهي ٢٥

حَدَائِقَ وَأَعْنَابًا ﴿٣٢﴾ وَكَوَاعِبَ أَتْرَابًا ﴿٣٣﴾ وَكَأْسًا دِهَاقًا ﴿٣٤﴾ لَّا

باغ آهن ٢٦ ۽ انگور ۽ نوخيز جوان همعمر (عورتون). ۽ ڇلڪندڙ پيالا ٢٧

يَسْمَعُونَ فِيهَا لَغْوًا وَلَا كِذَّابًا ﴿٣٥﴾ جَزَاءً مِّن رَّبِّكَ عَطَاءً حِسَابًا ﴿٣٦﴾

جنهن ۾ نه ڪا بيهودي ڳالهه ٻڌن ۽ نه ئي ڪوڙ ٿا ٢٨ انعام تنهنجي رب جي طرف کان ٢٩ نهايت ڪافي عطا.

رَّبِّ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ وَمَا بَيْنَهُمَا الرَّحْمَٰنِ لَا يَمْلِكُونَ مِنْهُ

جيڪو رب آهي آسمانن ۽ زمين ۽ جيڪجهه انهن جي وچ ۾ آهي رحمان جنهن سان ڳالهائڻ جو اختيار نه رکندا

خِطَابًا ﴿٣٧﴾ يَوْمَ يَقُومُ الرُّوحُ وَالْمَلَائِكَةُ صَفًّا لَّا يَتَكَلَّمُونَ إِلَّا مَنْ

٣٠ جنهن ڏينهن جبرئيل ۽ سمورا ملائڪ پرو ٻڌي بيهندا، ڪو به نه ڳالهائي سگهندو ٣١ مگر

أَذِنَ لَهُ الرَّحْمَٰنُ وَقَالَ صَوَابًا ﴿٣٨﴾ ذَٰلِكَ الْيَوْمُ الْحَقُّ فَمَن شَاءَ

جنهن کي رحمان اجازت ڏني ٣٢ ۽ جنهن سڌي ڳالهه ڪئي ٣٣ اهو ڏينهن برحق آهي پوءِ جيڪو چاهي

ع ٣٠ ١

١٥ پوءِ جنهن ايتريون شيون پيدا ڪيون اهو انسان کي مرڻ کان پوءِ زنده ڪري ته ڪهڙو عجب! انهن شين جو پيدا ڪرڻ حڪيم جو فعل پڻ آهي ۽ حڪيم جو فعل هرگز اجايو ۽ بيڪار نه ٿو ٿئي ۽ مرڻ کان پوءِ اُٿڻ ۽ سزا ۽ جزا جي انڪار ڪرڻ سان لازم اچي ٿو ته انڪاري وٽ سمورا فعل بيڪار هجن ۽ بيڪار هجڻ باطل آهي ته پوءِ بعث ۽ جزا جو انڪار به باطل. هن مضبوط دليل سان ثابت ٿي ويو ته مرڻ کان پوءِ اٿڻ ۽ حساب ڪتاب جزا ضروري آهي ان ۾ شڪ نه آهي.
١٦ ثواب ۽ عذاب جي لاءِ. ١٧ هن مان آخري ڦوڪ مراد آهي. ١٨ پنهنجن قبرن مان حساب جي لاءِ بيهڻ واري جڳهه جي طرف. ١٩ ۽ ان ۾ رستا ٿي ويندا انهن مان ملائڪ لهندا. ٢٠ جن جي انتها نه آهي يعني هميشه رهندا. ٢١ جهڙو عمل اهڙي جزا، يعني جهڙو ڪفر بدترين ڏوهه آهي، اهڙو ئي سخت ترين عذاب انهن کي ٿيندو. ٢٢ جو ته اهي مرڻ کان پوءِ اٿڻ جا انڪاري هئا. ٢٣ لوح محفوظ ۾. ٢٤ انهن جا سمورا چڱا ۽ برا عمل اسان جي علم ۾ آهن، اسان انهن تي جزا ڏينداسون ۽ آخرت ۾ عذاب جي وقت انهن کي چيو ويندو. ٢٥ جنت ۾، جتي انهن کي عذاب کان ڇوٽڪارو هوندو ۽ هر مراد حاصل هوندي. ٢٦ جن ۾ هر قسم جي نفيس ڦرن وارا وڻ. ٢٧ نفيس شراب جو. ٢٨ يعني جنت ۾ نه ڪا بيهوده ڳالهه ٻڌڻ ۾ ايندي ۽ نه اتي ڪو ڪنهن کي ڪوڙو ڪندو. ٢٩ توهان جي اعمال جو. ٣٠ ان جي خوف جي سبب. ٣١ ان جي رعب ۽ جلال کان. ٣٢ ڪلام يا شفاعت جي. ٣٣ دنيا ۾ ۽ انهيءَ جي مطابق عمل ڪيائين.※ ڪلمه طيب لا اله الا الله محمد رسول الله مراد آهي.

※ ڪن مفسرن فرمايو ته صحيح ڳالهه مان

اِلٰى رَبِّهٖ مَاٰبًا ﴿٣٩﴾ اِنَّاۤ اَنْذَرْنٰكُمْ عَذَابًا قَرِيْبًا ۚۖ يَّوْمَ يَنْظُرُ الْمَرْءُ مَا قَدَّمَتْ يَدٰهُ وَيَقُوْلُ الْكٰفِرُ يٰلَيْتَنِيْ كُنْتُ تُرٰبًا ﴿٤٠﴾

پنهنجي رب جي طرف واٽ وٺي ف٣٤. اسان توهان کي ف٣٥ هڪ ويجهڙو اچي ويل عذاب کان ڊيڄاريون ٿا ف٣٦ جنهن ڏينهن ماڻهو ڏسندو جو ڪجهه سندس هٿن اڳتي موڪليو ف٣٧ ۽ ڪافر چوندو ته ڪاش مان ڪنهن طرح مٽي هجان ها ف٣٨.



سُورة نازعات مڪي آهي ۽ هن ۾ ڇائيتاليهه آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١

وَالنّٰزِعٰتِ غَرْقًا ﴿١﴾ وَّالنّٰشِطٰتِ نَشْطًا ﴿٢﴾ وَّالسّٰبِحٰتِ سَبْحًا ﴿٣﴾

قسم انهن جو ته ڪجهه سختي سان ساهه ڇڪي ڪڍن ف٢ ۽ انهن جو جيڪي نرميءَ سان بند کولن ف٤ ۽ انهن جو جيڪي آسانيءَ سان ترن ف٥

فَالسّٰبِقٰتِ سَبْقًا ﴿٤﴾ فَالْمُدَبِّرٰتِ اَمْرًا ﴿٥﴾ يَوْمَ تَرْجُفُ الرَّاجِفَةُ ﴿٦﴾

پوءِ انهن جو جيڪي اڳتي وڌي جلدي پهچن ف٦ پوءِ جيڪي ڪم جي تدبير ڪن ف٧ جو ڪافرن تي ضرور عذاب ايندو جنهن ڏينهن لوڏي رکندو لرزش ۾ آڻڻ واري

تَتْبَعُهَا الرَّادِفَةُ ﴿٧﴾ قُلُوْبٌ يَّوْمَئِذٍ وَّاجِفَةٌ ﴿٨﴾ اَبْصَارُهَا خَاشِعَةٌ ﴿٩﴾

ف٨ پٺيان ايندي پٺيان اچڻ واري ف٩. ڪيترين ئي دلين ان ڏينهن ڌڙڪنديون هونديون. اکيون مٿي ڪري نه سگهندا ف١٠

يَقُوْلُوْنَ ءَاِنَّا لَمَرْدُوْدُوْنَ فِى الْحَافِرَةِ ﴿١٠﴾ ءَاِذَا كُنَّا عِظَامًا نَّخِرَةً ﴿١١﴾ قَالُوْا تِلْكَ اِذًا كَرَّةٌ خَاسِرَةٌ ﴿١٢﴾ فَاِنَّمَا هِىَ زَجْرَةٌ وَّاحِدَةٌ ﴿١٣﴾

ڪافر ف١١ چوندا ڇا اسان وري پوئين پير موٽنداسين ف١٢ ڇا جڏهن اسان ڳري هڏا ٿي ويندا سين ف١٣. چيائون ايئن موٽڻ ته ڇٽو نقصان آهي ف١٤ پوءِ اها ف١٥ ته نه آهي مگر هڪ هڪل ف١٦.

فَاِذَا هُمْ بِالسَّاهِرَةِ ﴿١٤﴾ هَلْ اَتٰىكَ حَدِيْثُ مُوْسٰى ﴿١٥﴾ اِذْ نَادٰهُ رَبُّهٗ بِالْوَادِ الْمُقَدَّسِ طُوًى ﴿١٦﴾ اِذْهَبْ اِلٰى فِرْعَوْنَ اِنَّهٗ طَغٰى ﴿١٧﴾

تڏهن اهي هڪ کليل ميدان ۾ پيا هوندا ف١٧ ڇا توکي موسىٰ جي خبر آئي ف١٨ جڏهن ان کي سندس رب طوىٰ جي پاڪ واديءَ ۾ ندا فرمائي ف١٩ جو فرعون ڏانهن وڃ ان سرڪشي ڪئي آهي ف٢٠.

فَقُلْ هَلْ لَّكَ اِلٰۤى اَنْ تَزَكّٰى ﴿١٨﴾ وَاَهْدِيَكَ اِلٰى رَبِّكَ فَتَخْشٰى ﴿١٩﴾

پوءِ ان کي چئو ڇا توکي هن طرف رغبت آهي جو تون پاڪ صاف ٿئين ف٢١ ۽ توکي تنهنجي رب جي طرف ف٢٢ رستو ٻڌايان جو تون ڊڄين ف٢٣

ف٣٤ چڱا عمل ڪري ته جيئن عذاب کان محفوظ رهي. ف٣٥ اي ڪافرؤ! ف٣٦ ان مان آخرت جو عذاب مُراد آهي. ف٣٧ يعني هر نيڪي ۽ بُرائي ان جي اعمال ناميءَ ۾ درج هوندي، جنهن کي اهو قيامت جي ڏينهن ڏسندو. ف٣٨ ته جيئن عذاب کان محفوظ رهان ها.

حضرت ابن عمر رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته قيامت جي ڏينهن جڏهن جانورن ۽ چوپاين کي اٿاريو ويندو ۽ انهن کي هڪ ٻئي کان بدلو ڏياريو ويندو، جيڪڏهن سڱن واري ٻي سڱن واري کي ماريو هوندو ته ان کي بدلو ڏياريو ويندو، ان کان پوءِ اهي سڀ مٽي ڪيا ويندا. اهو ڏسي ڪري ڪافر تمنا ڪندو ته جيڪر مان به مٽي ڪيو وڃان ها. ڪن مفسرن هن جي هيءَ معنىٰ بيان ڪئي آهي ته مؤمنن تي الله تعالىٰ جا انعام ڏسي ڪري ڪافر تمنا ڪندو ته جيڪر اهو دنيا ۾ مٽي هجي ها يعني نوڙت وارو، متڪبر ۽ سرڪش نه هجي ها. مفسرن جو هڪ قول هي به آهي ته ڪافر مان مُراد ابليس آهي، جنهن حضرت آدم عليه السلام تي اعتراض ڪيو هو ته اهو مٽي مان پيدا ڪيو ويو ۽ پنهنجي باهه مان پيدا ٿيڻ تي فخر ڪيو هئائين جڏهن اهو حضرت آدم عليه السلام ۽ سندس ايماندار اولاد جي ثواب کي ڏسندو ۽ پنهنجو پاڻ کي عذاب جي سختي ۾ لهندو ته چوندو، جيڪر مان مٽي هجان ها يعني حضرت آدم وانگر مٽيءَ مان پيدا ڪيو ويو هجان ها. ؞ ؞ ؞ ؞.

ف١ سورة والنّٰزعٰت مڪي آهي، هن ۾ ٻه رڪوع، ڇائيتاليهه آيتون هڪ سؤ ستانوي ڪلما، ست سؤ ٽيونجاهه حرف آهن. ف٢ يعني انهن ملائڪن جو. ف٣ ڪافرن جو. ف٤ يعني مؤمنن جا ساهه نرميءَ سان قبض ڪن. ف٥ جسم جي اندر يا آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ مؤمنن جا روح کڻي ڪري. (كما روى عن على رضى الله تعالىٰ عنه). ف٦ پنهنجي خدمت تي، جنهن تي مامور آهن. (روح البيان).

ف٧ يعني دنياوي امور جو انتظام جيڪي انهن سان متعلق آهن تن کي پورو ڪن، هي قسم ان تي مبني آهي. ف٨ زمين ۽ جبل ۽ هر شيءِ پهرين ڦوڪ سان اضطراب ۾ اچي ويندي ۽ سموري خلق مري ويندي. ف٩ يعني ٻي ڦوڪ ٿيندي، جنهن سان هر شيءِ الله تعالىٰ جي اذن سان زنده ڪئي ويندي، انهن ٻنهي ڦوڪن جي وچ ۾ چاليهن سالن جو مفاصلو هوندو. ف١٠ ان ڏينهن جي هول ۽ دهشت کان، هي ڪافرن جو حال هوندو. ف١١ جيڪي مرڻ کان پوءِ اٿڻ جا منڪر آهن.

جڏهن انهن کي چيو وڃي ٿو ته توهان مرڻ کان پوءِ اٿاريا ويندؤ ته. ف١٢ يعني موت کان پوءِ وري زندگي جي طرف واپس ڪيا ويندا سون. ف١٣ ذرا ذرا ٿي ڳريل، پوءِ به زنده ڪيا ويندا سون. ف١٤ يعني جيڪڏهن موت کان پوءِ زنده ڪيو وڃڻ صحيح آهي ۽ اسان مرڻ کان پوءِ اُٿاريا ويا سون ته ان ۾ اسان جو وڏو نقصان آهي، ڇو ته اسان دنيا ۾ ان جي تڪذيب ڪندا رهيا سون. اهو مقولو انهن جو ٺٺول جي طريقي سان هو ان تي انهن کي ٻڌايو ويو ته توهان مرڻ کان پوءِ زنده ٿي وڃڻ کي هي نه سمجهو ته الله تعالىٰ جي لاءِ ڪجهه ڏکيو آهي، ڇو ته قادر برحق تي ڪجهه به ڏکيو نه آهي. ف١٥ آخري ڦوڪ. ف١٦ جنهن سان سڀ گڏ ڪيا ويندا ۽ جڏهن آخري ڦوڪ ٿيندي. ف١٧ زنده ٿي ڪري. ف١٨ هي خطاب آهي محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي، جڏهن قوم جو تڪذيب ڪرڻ پاڻ سڳورن کي گهڻو ئي ناپسند لڳو ته الله تعالىٰ سندن تسڪين جي لاءِ حضرت موسىٰ عليه السلام جو ذڪر فرمايو. جنهن پنهنجي قوم کان گهڻيون تڪليفون ڏٺيون هيون. مُراد هيءَ آهي ته نبين سڳورن کي اهي ڳالهيون پيش اينديون رهنديون آهن، توهان ان کان غمگين نه ٿيو. ف١٩ جيڪو شام ملڪ ۾ طور جي ويجهو آهي. ف٢٠ ۽ اهو ڪفر ۽ فساد ۾ حد کان لنگهي ويو. ف٢١ ڪفر وشرڪ ۽ معصيت ۽ نافرمانيءَ کان. ف٢٢ يعني ان جي ذات ۽ صفات جي معرفت جي طرف. ف٢٣ ان جي عذاب کان.

فَاَرٰىهُ الْاٰیَةَ الْكُبْرٰی ﴿٢٠﴾ فَكَذَّبَ وَعَصٰی ﴿٢١﴾ ثُمَّ اَدْبَرَ یَسْعٰی ﴿٢٢﴾

پوءِ موسیٰ ان کي تمام وڏي نشاني ڏيکاري وٺ٢٤ ان تي ان کي ڪوڙ ڀانيائين وٺ٢٥ ۽ نافرماني ڪيائين پوءِ پٺي ڏنائين وٺ٢٦ پنهنجي ڪوشش ۾

فَحَشَرَ فَنَادٰی ﴿٢٣﴾ فَقَالَ اَنَا رَبُّكُمُ الْاَعْلٰی ﴿٢٤﴾ فَاَخَذَهُ اللّٰهُ نَكَالَ

لڳو وٺ٢٧ پوءِ ماڻهن کي گڏ ڪيائين وٺ٢٨ پوءِ سڏيائين پوءِ چيائين ته مان توهان جو سڀني کان اُچو رب آهيان وٺ٢٩ پوءِ الله ان کي دنيا ۽

الْاٰخِرَةِ وَالْاُوْلٰی ﴿٢٥﴾ اِنَّ فِیْ ذٰلِكَ لَعِبْرَةً لِّمَنْ یَّخْشٰی ﴿٢٦﴾ ءَاَنْتُمْ

آخرت ٻنهي جي عذاب ۾ پڪڙيو وٺ٣٠ بيشڪ ان ۾ سيکت آهي انهي شخص جي واسطي جيڪو ڊڄي وٺ٣١ ڇا توهان جي سمجهه

اَشَدُّ خَلْقًا اَمِ السَّمَآءُ ؕ بَنٰىهَا ﴿٢٧﴾ رَفَعَ سَمْكَهَا فَسَوّٰىهَا ﴿٢٨﴾ وَاَغْطَشَ

جي مطابق توهان جو پيدا ڪرڻ وٺ٣٢ ڏکيو يا آسمان جو جنهن کي الله ناهيو ان جي ڇت اُچي ڪيائين وٺ٣٣ پوءِ ان کي نيڪ ڪيائين وٺ٣٤ ۽

لَیْلَهَا وَاَخْرَجَ ضُحٰىهَا ﴿٢٩﴾ وَالْاَرْضَ بَعْدَ ذٰلِكَ دَحٰىهَا ﴿٣٠﴾ اَخْرَجَ

ان جي رات اونداهي واري ڪيائين ۽ ان جي روشني چمڪايائين وٺ٣٥ ۽ ان کان پوءِ زمين پکيڙيائين وٺ٣٦

مِنْهَا مَآءَهَا وَمَرْعٰىهَا ﴿٣١﴾ وَالْجِبَالَ اَرْسٰىهَا ﴿٣٢﴾ مَتَاعًا لَّكُمْ

ان مان وٺ٣٧ ان جو پاڻي ۽ گاهه ڪڍيائين وٺ٣٨ ۽ پهاڙن کي ڄمايائين وٺ٣٩ توهان جي ۽ توهان جي چوپاين

وَلِاَنْعَامِكُمْ ﴿٣٣﴾ فَاِذَا جَآءَتِ الطَّآمَّةُ الْكُبْرٰی ﴿٣٤﴾ یَوْمَ یَتَذَكَّرُ

جي فائدي جي واسطي. پوءِ جڏهن ايندي اها عام سڀ کان وڏي مصيبت وٺ٤٠ ان ڏينهن انسان ياد ڪندو

الْاِنْسَانُ مَا سَعٰی ﴿٣٥﴾ وَبُرِّزَتِ الْجَحِیْمُ لِمَنْ یَّرٰی ﴿٣٦﴾ فَاَمَّا مَنْ

جا ڪوشش ڪئي هئائين وٺ٤١ ۽ جهنم کي ظاهر ڪيو ويندو هر ڏسندڙ لاءِ وٺ٤٢ پوءِ جنهن سرڪشي ڪئي وٺ٤٣

طَغٰی ﴿٣٧﴾ وَاٰثَرَ الْحَیٰوةَ الدُّنْیَا ﴿٣٨﴾ فَاِنَّ الْجَحِیْمَ هِیَ الْمَاْوٰی ﴿٣٩﴾ وَ

۽ دنيا جي زندگي کي ترجيح ڏنائين وٺ٤٤ پوءِ بيشڪ جهنم ئي ان جو ٺڪاڻو آهي. ۽ جيڪو پنهنجي رب جي

اَمَّا مَنْ خَافَ مَقَامَ رَبِّهٖ وَنَهَی النَّفْسَ عَنِ الْهَوٰی ﴿٤٠﴾ فَاِنَّ

حضور بيهڻ کان ڊنو وٺ٤٥ ۽ نفس کي خواهش کان روڪيائين وٺ٤٦ پوءِ بيشڪ جنت ئي (ان جي)

الْجَنَّةَ هِیَ الْمَاْوٰی ﴿٤١﴾ یَسْـَٔلُوْنَكَ عَنِ السَّاعَةِ اَیَّانَ مُرْسٰىهَا ﴿٤٢﴾

جاءِ آهي توکان وٺ٤٧ قيامت بابت پڇن ٿا ته اها ڪڏهن لاءِ ترسيل آهي. توکي ان جي بيان سان ڪهڙو

فِیْمَ اَنْتَ مِنْ ذِكْرٰىهَا ﴿٤٣﴾ اِلٰی رَبِّكَ مُنْتَهٰىهَا ﴿٤٤﴾ اِنَّمَاۤ اَنْتَ مُنْذِرُ

واسطو وٺ٤٨ تنهنجي رب تائين ئي ان جي نهايت آهي. تون ته فقط ان کي ڊيڄارڻ وارو آهين، جيڪو ان کان ڊڄي.

رڪوع ٢٦ ، ٣

وٺ٢٤ يد بيضاء ۽ عصا. وٺ٢٥ حضرت موسیٰ عليه السلام کي. وٺ٢٦ يعني ايمان کان منهن موڙيو. وٺ٢٧ فساد انگيزي جي. وٺ٢٨ يعني جادوگرن کي ۽ پنهنجن لشڪرن کي. وٺ٢٩ يعني منهنجي مٿان ڪو رب نه آهي. وٺ٣٠ دنيا ۾ ٻوڙيائين ۽ آخرت ۾ دوزخ ۾ داخل فرمائيندس. وٺ٣١ الله عزوجل کان. هن کان پوءِ بعث جي انڪارين کي عتاب فرمايو وڃي ٿو. وٺ٣٢ توهان جي مرڻ کان پوءِ. وٺ٣٣ ٿنڀي کان سواءِ. وٺ٣٤ ايئن جو ان ۾ ڪٿي ڪو خلل نه آهي. وٺ٣٥ سج جي نور کي ظاهر فرمائي ڪري. وٺ٣٦ جيڪا آسمان کان ته اڳ پيدا فرمائي وئي هئي مگر پکيڙي نه وئي هئي. وٺ٣٧ چشما جاري فرمائي ڪري. وٺ٣٨ جنهن کي جاندار کائن ٿا. وٺ٣٩ ساري زمين تي ته جيئن ان کي سڪون هجي. وٺ٤٠ يعني ٻي ڦوڪ ٿيندي، جنهن ۾ مئل اٿاريا ويندا. وٺ٤١ دنيا ۾ ڀري يا چڱي. وٺ٤٢ ۽ سموري خلق ان کي ڏسندي. وٺ٤٣ حد کان لنگهيو ۽ ڪفر اختيار ڪيو. وٺ٤٤ آخرت تي ۽ شهوتن جو تابع ٿيو. وٺ٤٥ ۽ ان ڄاتو ته ڪيس قيامت جي ڏينهن پنهنجي رب جي حضور ۾ حساب لاءِ حاضر ٿيڻو آهي. وٺ٤٦ حرام شين جي. وٺ٤٧ اي محبوب سيد عالم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم! مڪي جا ڪافر. وٺ٤٨ ۽ ان جي وقت ٻڌائڻ سان ڇا مطلب ۽ غرض؟.

مَنۡ يَّخۡشٰهَا ﴿۴۵﴾ كَاَنَّهُمۡ يَوۡمَ يَرَوۡنَهَا لَمۡ يَلۡبَثُوۡۤا اِلَّا عَشِيَّةً اَوۡ ضُحٰهَا ﴿۴۶﴾ ع

گويا جنهن ڏينهن ان کي ڏسندا اهي. ف۴۹ دنيا ۾ نه رهيا هُئا مگر هڪ شام يا ان جي صبح




سُورةِ عبس ف۱ مڪي آهي هن ۾ ٻائيتاليهه آيتون ۽ هڪ رڪوع آهي

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع)

عَبَسَ وَتَوَلّٰۤى ﴿۱﴾ اَنۡ جَآءَهُ الۡاَعۡمٰى ﴿۲﴾ وَمَا يُدۡرِيۡكَ لَعَلَّهٗ يَزَّكّٰۤى ﴿۳﴾

پيشاني ۾ گهنج وجهي منهن ڦيريائين ف۲ ان ڪري جو وٽس نابين حاضر ٿيو ف۳ ۽ توهان کي ڇا خبر شايد اهو پاڪ صاف ٿئي ف۴

اَوۡ يَذَّكَّرُ فَتَنۡفَعَهُ الذِّكۡرٰى ﴿۴﴾ اَمَّا مَنِ اسۡتَغۡنٰى ﴿۵﴾ فَاَنۡتَ لَهٗ

يا نصيحت وٺي پوءِ کيس نصيحت فائدو ڏئي. پر جيڪو بي پرواهه بڻجي ٿو ف۵ تون ان جي پٺيان ته پوين ٿو

تَصَدّٰى ﴿۶﴾ وَمَا عَلَيۡكَ اَلَّا يَزَّكّٰى ﴿۷﴾ وَاَمَّا مَنۡ جَآءَكَ يَسۡعٰى ﴿۸﴾

ف۶ ۽ تنهنجو ڪو نقصان ڪونهي جيڪڏهن اهو پاڪيزه نه بڻجي ف۷ ۽ جيڪو تنهنجي حضور تڪڙو تڪڙو حاضر ٿيو ف۸

وَهُوَ يَخۡشٰى ﴿۹﴾ فَاَنۡتَ عَنۡهُ تَلَهّٰى ﴿۱۰﴾ كَلَّاۤ اِنَّهَا تَذۡكِرَةٌ ﴿۱۱﴾ فَمَنۡ شَآءَ

۽ اهو ڊڄي رهيو آهي ف۹ ته تون ان کي ڇڏي ٻين ۾ مشغول ٿئين ٿو. ايئن هرگز نه ٿئي ف۱۰ هي ته سمجهاڻي آهي ف۱۱ پوءِ جيڪو گهري

ذَكَرَهٗ ﴿۱۲﴾ فِىۡ صُحُفٍ مُّكَرَّمَةٍ ﴿۱۳﴾ مَّرۡفُوۡعَةٍ مُّطَهَّرَةٍ ﴿۱۴﴾ بِاَيۡدِىۡ

ان کي ياد ڪري ف۱۲ انهن صحيفن ۾ جو عزت وارا آهن ف۱۳ بلندي وارا ف۱۴ پاڪائي وارا ف۱۵ خوبين وارن

سَفَرَةٍ ﴿۱۵﴾ كِرَامٍۢ بَرَرَةٍ ﴿۱۶﴾ قُتِلَ الۡاِنۡسَانُ مَاۤ اَكۡفَرَهٗ ﴿۱۷﴾ مِنۡ اَىِّ

نيڪن جي هٿان لکيل ف۱۶ انسان کي مار پوي ڪيڏو نه ناشڪر آهي ف۱۷ ان کي ڪهڙي شيءِ مان

شَىۡءٍ خَلَقَهٗ ﴿۱۸﴾ مِنۡ نُّطۡفَةٍ ؕ خَلَقَهٗ فَقَدَّرَهٗ ﴿۱۹﴾ ثُمَّ السَّبِيۡلَ

ٺاهيائين. پاڻيءَ جي قطري مان پيدا فرمايائين، پوءِ ان کي مختلف اندازن تي رکيائين ف۱۸ پوءِ ان تي رات آسان بڻايائين

يَسَّرَهٗ ﴿۲۰﴾ ثُمَّ اَمَاتَهٗ فَاَقۡبَرَهٗ ﴿۲۱﴾ ثُمَّ اِذَا شَآءَ اَنۡشَرَهٗ ﴿۲۲﴾ كَلَّا لَمَّا

ف۱۹ پوءِ ان کي موت ڏنائين پوءِ قبر ۾ رکايائين ف۲۰ پوءِ جڏهن گهريائين ان کي ٻاهر ڪڍيائين ف۲۱ هرگز نه! ان

يَقۡضِ مَاۤ اَمَرَهٗ ﴿۲۳﴾ فَلۡيَنۡظُرِ الۡاِنۡسَانُ اِلٰى طَعَامِهٖۤ ﴿۲۴﴾ اَنَّا صَبَبۡنَا

اڃا تائين پورو نه ڪيو جيڪو ان کي حڪم هو ف۲۲ پوءِ انسان کي گهرجي ته پنهنجي طعام جي طرف ڏسي ف۲۳ جو اسان چڱيءَ طرح

وقف لازم



ف۴۹ يعني ڪافر قيامت کي، جنهن جو انڪار ڪن ٿا، پوءِ ان هول ۽ دهشت کان پنهنجي حياتيءَ جي مدت وساري ويندا ۽ خيال ڪندا ته

ف۱ سُورةِ عبس مڪي آهي، هن ۾ هڪ رڪوع ٻائيتاليهه آيتون، هڪ سؤ ٽيهه ڪلما ۽ پنج سو ٽيٽيهه حرف آهن. ف۲ محبوب نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن. ف۳ يعني عبد الله بن ام مڪتوم. * شان نزول: محبوب نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن عتبه بن ربيعه، ابوجهل * بن هشام، عباس بن عبد المطلب، ابيّ بن خلف ۽ اميه بن خلف قريش جي اشراف کي اسلام جي دعوت فرمائي رهيا هُئا. ان وچ ۾ عبد الله بن ام مڪتوم نابين حاضر ٿيو ۽ ان نبي ڪريم محبوب عظيم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن کي بار بار ندا ڪري عرض ڪيو ته جيڪو الله تعاليٰ توهان کي سيکاريو آهي، مون کي ان جي تعليم فرمايو. ابن ام مڪتوم هي نه سمجهيو ته محبوب سائين جن ٻين سان گفتگو فرمائي رهيا آهن، ان کان ڪلام ٽٽي پوندو. اها ڳالهه حضور محبوب اقدس صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن کي ڳري لڳي ۽ ناپسندي جا آثار چهرهٔ اقدس تي ظاهر ٿيا ۽ محبوب سائين جن پنهنجي دولت سراءِ اقدس جي طرف واپس ٿيا، ان تي هي آيتون نازل ٿيون ۽ نابين فرمائڻ ۾ عبد الله بن ام مڪتوم جي معذوريءَ جي طرف اشارو آهي ته قطع ڪلام ڪانئس ان جي ڪري واقع ٿيو. هن آيت جي نزول کان پوءِ محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن عبد الله بن ام مڪتوم جو اڪرام فرمائيندا هُئا. ف۴ گناهن کان، توهان جو ارشاد ٻڌي ڪري. ف۵ الله تعاليٰ کان ۽ ايمان آڻڻ کان پنهنجي مال جي سببان. ف۶ ۽ ان جي ايمان آڻڻ جي لالچ ۾ ان جي پويان ٿيو ٿا. ف۷ ايمان آڻي ڪري ۽ هدايت حاصل ڪري، ڇو ته توهان جي ذمي دعوت ڏيڻ ۽ پيغامِ الاهي پهچائڻ آهي. ف۸ يعني ابن ام مڪتوم. ف۹ الله عز وجل کان. ف۱۰ ايئن نه ڪريو. ف۱۱ يعني قرآن پاڪ جون آيتون مخلوق جي لاءِ نصيحت آهن. ف۱۲ ۽ ان مان نصيحت قبول ڪري. ف۱۳ الله تعاليٰ وٽ. ف۱۴ رفيع القدر. ف۱۵ جو انهن کي پاڪن کان سواءِ ڪو به نه ڇهي. ف۱۶ ۽ الله تعاليٰ جا فرمانبردار ۽ اهي ملائڪ آهن جيڪي ان کي لوحِ محفوظ مان نقل ڪن ٿا. ف۱۷ جو الله تعاليٰ جي گهڻين نعمتن ۽ بي انتها احسانن جي باوجود ڪفر ڪري ٿو. ف۱۸ ڪڏهن نطفي جي شڪل ۾، ڪڏهن علقه جي صورت ۾، ڪڏهن مضغه جي صورت ۾ پيدائش جي تڪميل تائين. ف۱۹ ماءُ جي پيٽ مان نڪرڻ جو. ف۲۰ جو موت کان پوءِ بي عزتو نه ٿئي. ف۲۱ يعني موت کان پوءِ حساب ۽ جزا جي لاءِ، ور ي ان جي واسطي زندگي مقرر ڪيائين. ف۲۲ پنهنجي رب جو، يعني ڪافر ايمان آڻي ڪري حڪمِ الاهي کي ادا نه ڪيو. ف۲۳ جن کي کائي ٿو ۽ جيڪي ان جي حياتي جو سبب آهن جو انهن ۾ سندس رب جي قدرت ظاهر آهي ڪهڙي طرح بدن جو جزو ٿين ٿا ۽ ڪهڙي عجيب نظام سان ڪم ۾ اچن ٿا ۽ ڪهڙيءَ طرح رب عز وجل عطا فرمائي ٿو. انهن حڪمتن جو بيان فرمايو وڃي ٿو.

الْمَاءَ صَبًّا ﴿٢٥﴾ ثُمَّ شَقَقْنَا الْأَرْضَ شَقًّا ﴿٢٦﴾ فَأَنْبَتْنَا فِيهَا حَبًّا ﴿٢٧﴾ وَ

پاڻي وَٺو وڄ٢٤ پوءِ زمين کي خوب چيريوسي . پوءِ ان ۾ ڄمايوسي اناج

عِنَبًا وَقَضْبًا ﴿٢٨﴾ وَزَيْتُونًا وَنَخْلًا ﴿٢٩﴾ وَحَدَائِقَ غُلْبًا ﴿٣٠﴾ وَفَاكِهَةً

۽ انگور ۽ گاهه . ۽ زيتون ۽ کجي . ۽ گهاٽا باغيچا . ۽ ميوا ۽

وَأَبًّا ﴿٣١﴾ مَتَاعًا لَكُمْ وَلِأَنْعَامِكُمْ ﴿٣٢﴾ فَإِذَا جَاءَتِ الصَّاخَّةُ ﴿٣٣﴾

چراگاهه توهان جي فائدي جي واسطي ۽ توهان جي جانورن لاءِ . پوءِ جڏهن ايندي اها ڪن ڦاڙيندڙ ڪڙڪ وڄ٢٥

يَوْمَ يَفِرُّ الْمَرْءُ مِنْ أَخِيهِ ﴿٣٤﴾ وَأُمِّهِ وَأَبِيهِ ﴿٣٥﴾ وَصَاحِبَتِهِ

ان ڏينهن ماڻهو ڀڄندو پنهنجي ڀاءُ . ۽ ماءُ ۽ پيءُ . ۽ زال ۽ پٽن کان

وَبَنِيهِ ﴿٣٦﴾ لِكُلِّ امْرِئٍ مِنْهُمْ يَوْمَئِذٍ شَأْنٌ يُغْنِيهِ ﴿٣٧﴾ وُجُوهٌ

وڄ٢٦ انهن مان هر هڪ کي ان ڏينهن هڪ فڪر آهي جو اهو ئي کيس ڪافي آهي وڄ٢٧ ڪيترائي مُنهن

يَوْمَئِذٍ مُسْفِرَةٌ ﴿٣٨﴾ ضَاحِكَةٌ مُسْتَبْشِرَةٌ ﴿٣٩﴾ وَوُجُوهٌ

ان ڏينهن روشن هوندا وڄ٢٨ کلندڙ خوشيون ڪندڙ . وڄ٢٩ ۽ ڪيترن مُنهن تي

يَوْمَئِذٍ عَلَيْهَا غَبَرَةٌ ﴿٤٠﴾ تَرْهَقُهَا قَتَرَةٌ ﴿٤١﴾ أُولَٰئِكَ هُمُ

ان ڏينهن مٽي پيل هوندي . اُنهن تي ڪاراٺپ چڙهيل هوندي وڄ٣٠ هي اُهي ئي

الْكَفَرَةُ الْفَجَرَةُ ﴿٤٢﴾

آهن ڪافر بدڪار

ع ١ — ٤٢ — ٥

| رُكُوعُهَا ١ — آيَاتُهَا ٢٩ | بِسْمِ اللَّهِ الرَّحْمَٰنِ الرَّحِيمِ | سُورَةُ التَّكْوِيرِ ٨١ مَكِّيَّةٌ ٧ |
|---|---|---|

سُورة تڪوير مڪي آهي ، الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) وڄ١ : هن ۾ اُڻٽيهه آيتون آهن

إِذَا الشَّمْسُ كُوِّرَتْ ﴿١﴾ وَإِذَا النُّجُومُ انْكَدَرَتْ ﴿٢﴾ وَإِذَا الْجِبَالُ

جڏهن اس ويڙهي وڃي وڄ٢ ۽ جڏهن تارا ڪري پون وڄ٣ ۽ جڏهن جبل هلايا

سُيِّرَتْ ﴿٣﴾ وَإِذَا الْعِشَارُ عُطِّلَتْ ﴿٤﴾ وَإِذَا الْوُحُوشُ حُشِرَتْ ﴿٥﴾

وڃن وڄ٤ ۽ جڏهن ڏهه مهينا حمل واريون ڏاچيون وڄ٥ ڇُٽل ڦرن وڄ٦ ۽ جڏهن وحشي جانور گڏ ڪيا وڃن وڄ٧ ۽

وَإِذَا الْبِحَارُ سُجِّرَتْ ﴿٦﴾ وَإِذَا النُّفُوسُ زُوِّجَتْ ﴿٧﴾ وَإِذَا الْمَوْءُودَةُ

جڏهن سمنڊ ڀڙڪايا وڃن وڄ٨ ۽ جڏهن ساهه (وارن) جا جوڙا ٺاهيا وڃن وڄ٩ ۽ جڏهن (قبر ۾) زنده دٻايل کان



وڄ٢٤ ڪڪرن مان . وڄ٢٥ يعني قيامت جي ٻي ڦوڪ جو هولناڪ آواز ، جيڪو مخلوق کي ٻوڙو ڪري ڇڏيندو . وڄ٢٦ انهن مان ڪنهن جي طرف نه واجهائيندو ، پنهنجي ئي لڳل هوندي . وڄ٢٧ قيامت جو حال ۽ ان جي مصيبتن بيان فرمائڻ کان پوءِ مڪلفن جو ذڪر فرمايو وڃي ٿو ته اهي ٻه قسم آهن ، نيڪ بخت ۽ بد بخت . جيڪي نيڪ بخت آهن ، انهن حال ارشاد ٿئي ٿو . وڄ٢٨ ايمان جي نور سان يا رات جي عبادتن سان يا وضوءَ جي آثارن سان . وڄ٢٩ الله تعاليٰ جي نعمت ڪرم ۽ ان جي رضا تي . هن کان پوءِ بد بختن جو حال بيان فرمايو وڃي ٿو . وڄ٣٠ ذليل حال وحشت زده صورت .

وڄ١ سورة ڪورت مڪي آهي ، هن ۾ هڪ رڪوع ، اُڻٽيهه آيتون ، هڪ سؤ چار ڪلما ۽ پنج سؤ ٽيهه حرف آهن . حديث شريف ۾ آهي ته محبوب سيدعالم صلى الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ته جنهن کي پسند هجي ته قيامت جي ڏينهن کي اهڙي ڏسي جڻ اهو نظر جي اڳيان آهي ته ان کي گهرجي ته سورة إِذَا الشَّمْسُ كُوِّرَتْ ، سورة إِذَا السَّمَاءُ انْفَطَرَتْ ۽ سورت إِذَا السَّمَاءُ انْشَقَّتْ پڙهي (ترمذي) .

وڄ٢ يعني سج جو نور زائل ٿي وڃي . وڄ٣ برسات وانگر آسمان مان زمين تي ڪري پون ۽ ڪو تارو پنهنجي جاءِ تي نه رهي . وڄ٤ ۽ غبار وانگر هوا ۾ اڏرندا ڦرن . وڄ٥ جن جي حمل کي ڏهه مهينا گذري چُڪا هجن ۽ ٻچي ڄڻڻ جو وقت ويجهو اچي ويو هجي . وڄ٦ نه انهن جو ڪو چارڻ وارو هجي ، نه نگران . ان ڏينهن جي دهشت جي اها صورت هجي ۽ ماڻهو پنهنجي حال ۾ اهڙا مبتلا هجن جو انهن جي پرواهه ڪرڻ وارو ڪو نه هجي . وڄ٧ بعث کان پوءِ قيامت جي ڏينهن جو هڪ ٻي کان بدلو وٺن ، پوءِ مٽي ڪيا وڃن . وڄ٨ پوءِ اهي مٽي ڪيا وڃن . وڄ٩ هن طرح ته نيڪ نيڪن سان گڏ هجن ۽ بُرا بُرن سان گڏ ، يا هي مَعنيٰ ته ساهه پنهنجن جسمن سان ملايا وڃن يا هي ته پنهنجن عملن سان ملايا وڃن يا هي ته ايماندارن جون جانيون حورن ۽ ڪافرن جون جانيون شيطانن سان ملايون وڃن .

سُئِلَتْ ﴿٨﴾ بِاَیِّ ذَنْۢبٍ قُتِلَتْ ﴿٩﴾ وَاِذَا الصُّحُفُ نُشِرَتْ ﴿١٠﴾ وَاِذَا

پڇاڪئي وڃي ف١٠ ڪهڙي گناهه ۾ ڪيس ماريو ويو هو ف١١ ۽ جڏهن عملن ناما کوليا وڃن . ۽ جڏهن

السَّمَآءُ كُشِطَتْ ﴿١١﴾ وَاِذَا الْجَحِیْمُ سُعِّرَتْ ﴿١٢﴾ وَاِذَا الْجَنَّةُ اُزْلِفَتْ ﴿١٣﴾

آسمان جاءِ کان ڇڪيو وڃي ف١٢ ۽ جڏهن جهنم کي ڀڙڪايو وڃي ف١٣ ۽ جڏهن جنت ويجهي ڪئي وڃي ف١٤

عَلِمَتْ نَفْسٌ مَّاۤ اَحْضَرَتْ ﴿١٤﴾ فَلَاۤ اُقْسِمُ بِالْخُنَّسِ ﴿١٥﴾ الْجَوَارِ

هر ساهه کي معلوم ٿي ويندو جو ڪجهه اُنهي حاضر ڪيو. ف١٥ پوءِ قسم آهي اُنهن ف١٦ جو جيڪي اُبتو ڦرن . سڌا هلن

الْكُنَّسِ ﴿١٦﴾ وَالَّیْلِ اِذَا عَسْعَسَ ﴿١٧﴾ وَالصُّبْحِ اِذَا تَنَفَّسَ ﴿١٨﴾ اِنَّهٗ

جهميل رهن ف١٧ ۽ رات جو جڏهن پُٺي ڏي ف١٨ ۽ صبح جو جڏهن ساهه کڻي ف١٩. بيشڪ هي

لَقَوْلُ رَسُوْلٍ كَرِیْمٍ ﴿١٩﴾ ذِیْ قُوَّةٍ عِنْدَ ذِی الْعَرْشِ مَكِیْنٍ ﴿٢٠﴾

ف٢٠ عزت واري رسول ف٢١ جو پڙهڻ آهي جيڪو قوة وارو آهي عرش جي مالڪ جي حضور عزت وارو آهي اُن جو حڪم مڃيو ويندو

مُّطَاعٍ ثَمَّ اَمِیْنٍ ﴿٢١﴾ وَمَا صَاحِبُكُمْ بِمَجْنُوْنٍ ﴿٢٢﴾ وَلَقَدْ رَاٰهُ

آهي ف٢٢ امانت وارو آهي ف٢٣ ۽ توهان جو صاحب ف٢٤ مجنون نه آهي ف٢٥ ۽ بيشڪ اُن کيس

بِالْاُفُقِ الْمُبِیْنِ ﴿٢٣﴾ وَمَا هُوَ عَلَی الْغَیْبِ بِضَنِیْنٍ ﴿٢٤﴾ وَمَا هُوَ

ف٢٦ روشن ڪناري تي ڏٺو ف٢٧ ۽ هي نبي غيب ٻڌائڻ ۾ بخيل نه آهي . ۽ قرآن ۾ مردود

بِقَوْلِ شَیْطٰنٍ رَّجِیْمٍ ﴿٢٥﴾ فَاَیْنَ تَذْهَبُوْنَ ﴿٢٦﴾ اِنْ هُوَ اِلَّا ذِكْرٌ

شيطان جو پڙهيل نه آهي . پوءِ ڪاڏي وڃو ٿا ف٢٨ اهو ته نصيحت ئي آهي سموري جهان

لِّلْعٰلَمِیْنَ ﴿٢٧﴾ لِمَنْ شَآءَ مِنْكُمْ اَنْ یَّسْتَقِیْمَ ﴿٢٨﴾ وَمَا تَشَآءُوْنَ

جي واسطي . اُن جي واسطي ، جيڪو توهان مان سڌو رهڻ چاهي ف٢٩ ۽ توهان ڇا گهرندؤ

اِلَّاۤ اَنْ یَّشَآءَ اللّٰهُ رَبُّ الْعٰلَمِیْنَ ﴿٢٩﴾

مگر هي ته الله سموري جهانن جو رب گهري.

ع ١ ٢٩ ٦

سُوْرَةُ الْاِنْفِطَارِ ٨٢ مَكِّيَّةٌ ٨٢ ۔ بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِیْمِ ۔ اٰیَاتُهَا ١٩ رُكُوْعُهَا ١

سورة انفطار مڪي آهي : الله نهايت مهربان باجهاري جي نالي سان (شروع) ف١ هن ۾ اوڻويهه آيتون آهن

اِذَا السَّمَآءُ انْفَطَرَتْ ﴿١﴾ وَاِذَا الْكَوَاكِبُ انْتَثَرَتْ ﴿٢﴾ وَاِذَا الْبِحَارُ

جڏهن آسمان ڦاٽي پوي . ۽ جڏهن تارا ٽٽي ڇڻي پون ۽ جڏهن سمنڊ وهائي ڇڏجن



ف١٠ يعني اُن ڇوڪري کان، جيڪا زنده دفن ڪئي ويئي، جيئن عربن جو دستور هو، جو جاهليت جي زماني ۾ ڇوڪرين کي زنده دفن ڪري ڇڏيندا هئا. ف١١ هي سوال قاتل جي ملامت جي لاءِ آهي جيئن اها ڇوڪري جواب ڏي ته مان بي گناهه ماري ويئس. ف١٢ جيئن ذبح ڪيل ٻڪري جي جسم تان کل ڇڪي ويندي آهي. ف١٣ خدا جي دشمنن جي لاءِ. ف١٤ الله تعالیٰ جي پيارن جي. ف١٥ نيڪي يا بدي. ف١٦ ستارن. ف١٧ هي پنج ستارا آهن، جن کي خمسه متحيره چون ٿا، زحل، مشتري مريخ، زهره، عطارد (ڪذا روي عن علي بن ابي طالب رضي الله تعالیٰ عنه). ف١٨ ۽ اُن جي اونداهي هلڪي ٿئي. ف١٩ ۽ اُن جي روشني گهٽي پکڙجي. ف٢٠ قرآن شريف. ف٢١ حضرت جبرئيل عليه السلام. ف٢٢ يعني آسمانن ۾ ملائڪ اُن جي اطاعت ڪن ٿا. ف٢٣ وحي الاهي جو. ف٢٤ حضرت محبوب ڪريم محمد مصطفیٰ صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم. ف٢٥ جيئن مڪي جا ڪافر چون ٿا. ف٢٦ يعني جبرئيل امين کي سندس اصلي صورت ۾. ف٢٧ يعني سج جي اڀرڻ جي جاءِ تي. ف٢٨ ۽ ڇو قرآن پاڪ کان منهن موڙيو ٿا. ف٢٩ يعني جنهن کي حق جو اتباع ۽ اُن تي قيام منظور هجي. ف١ سورة انفطار مڪي آهي، هن ۾ هڪ رڪوع، اوڻويهه آيتون، اسي ڪلما ۽ ٽي سؤ ستاويهه حرف آهن.

فُجِّرَتْ ۝٣ وَإِذَا الْقُبُورُ بُعْثِرَتْ ۝٤ عَلِمَتْ نَفْسٌ مَّا قَدَّمَتْ وَ

وٽ ۽ جڏهن قبرون اکيڙيون وڃن وٽ هر ساهه کي معلوم ٿي ويندو جو ڪجهه اُن اڳتي موڪليو هوندو وٽ ۽ جو

أَخَّرَتْ ۝٥ يَا أَيُّهَا الْإِنسَانُ مَا غَرَّكَ بِرَبِّكَ الْكَرِيمِ ۝٦ الَّذِي

پٺتي وٽ اي انسان توکي ڪهڙي شيءِ ڏوکي ۾ وڌو پنهنجي ڪرم واري رب کان وٽ جنهن توکي پيدا ڪيو

خَلَقَكَ فَسَوَّاكَ فَعَدَلَكَ ۝٧ فِي أَيِّ صُورَةٍ مَّا شَاءَ رَكَّبَكَ ۝٨

وٽ پوءِ ٺيڪ بنايائين وٽ پوءِ برابر فرمايائين وٽ جنهن صورت ۾ گهريائين توکي جوڙيائين وٽ

كَلَّا بَلْ تُكَذِّبُونَ بِالدِّينِ ۝٩ وَإِنَّ عَلَيْكُمْ لَحَافِظِينَ ۝١٠ كِرَامًا

ڪجهه نه آهي وٽ بلڪ توهان انصاف ٿيڻ کي ڪوڙو ٿا سمجهو وٽ ۽ بيشڪ توهان تي ڪجهه نگهبان آهن وٽ معزز

كَاتِبِينَ ۝١١ يَعْلَمُونَ مَا تَفْعَلُونَ ۝١٢ إِنَّ الْأَبْرَارَ لَفِي نَعِيمٍ ۝١٣ وَإِنَّ

لکڻ وارا وٽ چاڻن ٿا جو ڪجهه توهان ڪيو وٽ بيشڪ نيڪوڪار وٽ ضرور چين ۾ آهن وٽ ۽

الْفُجَّارَ لَفِي جَحِيمٍ ۝١٤ يَصْلَوْنَهَا يَوْمَ الدِّينِ ۝١٥ وَمَا هُمْ عَنْهَا

بيشڪ بدڪار وٽ ضرور دوزخ ۾ آهن. انصاف جي ڏينهن ان ۾ ويندا ۽ ان کان ڪاڏي لڪي نه سگهندا

بِغَائِبِينَ ۝١٦ وَمَا أَدْرَاكَ مَا يَوْمُ الدِّينِ ۝١٧ ثُمَّ مَا أَدْرَاكَ مَا

۽ توکي ڇا خبر ته انصاف جو ڏينهن ڪهڙو آهي. توکي ورري ڪهڙي خبر انصاف جي ڏينهن جي (حقيقت)

يَوْمُ الدِّينِ ۝١٨ يَوْمَ لَا تَمْلِكُ نَفْسٌ لِّنَفْسٍ شَيْئًا ۖ وَالْأَمْرُ يَوْمَئِذٍ لِّلَّهِ ۝١٩

جو، جنهن ڏينهن ڪو ساهه ڪنهن ساهه جو ڪو اختيار نه رکندو وٽ ۽ سمورو حڪم ان ڏينهن الله جو آهي.

سُورَةُ الْمُطَفِّفِينَ ٨٣ مَكِّيَّةٌ ٨٦ — بِسْمِ اللَّهِ الرَّحْمَٰنِ الرَّحِيمِ — آياتها ٣٦ رکوعها ١

سورة مطففين مڪي آهي : الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) وٽ هن ۾ ڇٽيهه آيتون آهن

وَيْلٌ لِّلْمُطَفِّفِينَ ۝١ الَّذِينَ إِذَا اكْتَالُوا عَلَى النَّاسِ يَسْتَوْفُونَ ۝٢

گهٽ توريندڙن جي واسطي ويل آهي. اهي جڏهن ٻين کان مئي وٺن ته پورو وٺن.

وَإِذَا كَالُوهُمْ أَو وَّزَنُوهُمْ يُخْسِرُونَ ۝٣ أَلَا يَظُنُّ أُولَٰئِكَ أَنَّهُم

۽ جڏهن انهن کي مئي يا توري ڏين ته گهٽ ڪري ڏين. ڇا انهن ماڻهن کي يقين نه آهي جو انهن کي

مَّبْعُوثُونَ ۝٤ لِيَوْمٍ عَظِيمٍ ۝٥ يَوْمَ يَقُومُ النَّاسُ لِرَبِّ الْعَالَمِينَ ۝٦

اٿڻو آهي. هڪ عظيم ڏينهن جي واسطي وٽ جنهن ڏينهن سمورا ماڻهو وٽ رب العالمين جي حضور بيهندا.



وٽ ۽ مٺا ۽ نمڪين سڀ ملي ڪري هڪ ٿي وڃن. وٽ ۽ انهن جا مئل زنده ڪري ڪڍيا وڃن. وٽ نيڪ يا برو عمل. وٽ ڇڏي نيڪي يا بدي ۽ هڪ قول هي آهي ته جيڪو اڳي موڪليائين، ان مان صدقا مُراد آهن ۽ جيڪو پٺتي ڇڏيائين ان مان ميراث. وٽ جو تون ان جي نعمت ۽ ڪرم جي باوجود ان جو حق نه ٿو ڄاڻين ۽ ان جي نافرماني ڪئي. وٽ ۽ نيست مان هست ڪيو. وٽ سالم الاعضاء ٻڌندڙ ڏسندڙ وٽ عضون ۾ مناسبت رکي. وٽ ڊگهو يا ننڍو، خوبصورت يا بدصورت، گورو يا ڪارو، مرد يا عورت. وٽ توهان کي پنهنجي رب جي ڪرم تي مغرور نه ٿيڻ گهرجي. وٽ ۽ جزا جي ڏينهن جا انڪاري آهيو. وٽ توهان جي اعمال ۽ اقوال جا ۽ اهي ملائڪ آهن. وٽ توهان جي اعمال جا. وٽ نيڪي يا بدي ۽ انهن کان توهان جو ڪو عمل لڪل نه آهي. وٽ يعني سچي ايمان وارا مؤمن. وٽ جنت ۾. وٽ ڪافر. وٽ يعني ڪو ڪافر ڪنهن ڪافر کي نفعو نه پهچائي سگهندو. (خازن) ⁂ ⁂ ⁂

وٽ سورة مطففين هڪ قول ۾ مڪي آهي ۽ ٻي قول ۾ مدني ۽ هڪ ٻيو قول هي آهي ته هجرت جي زماني ۾ مڪه مڪرمه ۽ مدينه طيبه جي وچ ۾ نازل ٿي. هن سورة ۾ هڪ رڪوع ڇٽيهه آيتون، هڪ سو اٺهتر ڪلما ۽ ست سو ٽيهه حرف آهن. شانِ نزول :- محبوب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جڏهن مدينه طيبه تشريف فرما ٿيا ته اتان جا ماڻهو تور ۾ خيانت ڪندا هئا، خصوصًا هڪ شخص ابوجهنيه اهڙو هو جو اهو ٻه ماپون رکندو هو، وٺڻ جي ۽ ڏيڻ جي ۽ انهن ماڻهن جي حق ۾ هي آيتون نازل ٿيون ۽ انهن کي تور ڪرڻ ۾ انصاف ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو. وٽ يعني قيامت جو ڏينهن، ان ڏينهن ذري ذري جو حساب ڪيو ويندو. وٽ پنهنجين قبرن مان اٿي ڪري.

كَلَّآ إِنَّ كِتٰبَ الْفُجَّارِ لَفِىْ سِجِّيْنٍ ﴿٧﴾ وَمَآ أَدْرٰىكَ مَا سِجِّيْنٌ ﴿٨﴾

بيشڪ ڪافرن جي لکت ف٤ سڀ کان هيٺين جاءِ سجين ۾ آهي ف٥ ۽ تو کي ڇا خبر ته سجين ڪيئن آهي ف٦

كِتٰبٌ مَّرْقُوْمٌ ﴿٩﴾ وَيْلٌ يَّوْمَئِذٍ لِّلْمُكَذِّبِيْنَ ﴿١٠﴾ الَّذِيْنَ يُكَذِّبُوْنَ

اها لکت هڪ مُهر لڳل لکيو آهي ف٧ ان ڏينهن تڪذيب ڪندڙن جي واسطي خرابي آهي جيڪي انصاف جي ڏينهن کي ڪوڙو

بِيَوْمِ الدِّيْنِ ﴿١١﴾ وَمَا يُكَذِّبُ بِهٖٓ إِلَّا كُلُّ مُعْتَدٍ أَثِيْمٍ ﴿١٢﴾ إِذَا تُتْلٰى

چون ٿا ف٩ ۽ ان کي ڪوڙو نه سمجهندو مگر هر سرڪش ف١٠ جڏهن ان تي اسان جون آيتون

عَلَيْهِ اٰيٰتُنَا قَالَ أَسَاطِيْرُ الْأَوَّلِيْنَ ﴿١٣﴾ كَلَّا بَلْ ۜ رَانَ عَلٰى

پڙهيون وڃن چوي ف١١ اڳين جون ڪهاڻيون آهن. هرگز نه ف١٢ بلڪ انهن جي دلين تي ڪٽ

قُلُوْبِهِمْ مَّا كَانُوْا يَكْسِبُوْنَ ﴿١٤﴾ كَلَّآ إِنَّهُمْ عَنْ رَّبِّهِمْ يَوْمَئِذٍ

چاڙهي ڇڏيو آهي انهن جي ڪرتوتن ف١٣ هائو هائو بيشڪ اُهي ان ڏينهن ف١٤ پنهنجي رب جي ديدار کان

لَّمَحْجُوْبُوْنَ ﴿١٥﴾ ثُمَّ إِنَّهُمْ لَصَالُوا الْجَحِيْمِ ﴿١٦﴾ ثُمَّ يُقَالُ هٰذَا

محروم آهن ف١٥ پوءِ بيشڪ انهن کي جهنم ۾ داخل ٿيڻو آهي. پوءِ چيو ويندو هي آهي اهو ف١٦ جنهن کي تون هان

الَّذِىْ كُنْتُمْ بِهٖ تُكَذِّبُوْنَ ﴿١٧﴾ كَلَّآ إِنَّ كِتٰبَ الْأَبْرَارِ لَفِىْ عِلِّيِّيْنَ ﴿١٨﴾

ڪوڙو سمجهندا هُئا ف١٧. هائو هائو بيشڪ نيڪن جي لکت ف١٨ سڀ کان اُچي ماڙي عليين ۾ آهي ف١٩ ۽ تو کي

وَمَآ أَدْرٰىكَ مَا عِلِّيُّوْنَ ﴿١٩﴾ كِتٰبٌ مَّرْقُوْمٌ ﴿٢٠﴾ يَّشْهَدُهُ الْمُقَرَّبُوْنَ ﴿٢١﴾

ڪهڙي خبر ته عليين جي حقيقت ڇا آهي ف٢٠ اها لکت هڪ مُهر لڳل لکيل آهي ف٢١ جو مقرب ف٢٢ ان جي زيارت ڪندا آهن.

إِنَّ الْأَبْرَارَ لَفِىْ نَعِيْمٍ ﴿٢٢﴾ عَلَى الْأَرَآئِكِ يَنْظُرُوْنَ ﴿٢٣﴾ تَعْرِفُ فِىْ

بيشڪ نيڪوڪار ضرور آرام ۾ آهن. تختن تي ڏسن ٿا ف٢٣. تون انهن جي چهرن ۾

وُجُوْهِهِمْ نَضْرَةَ النَّعِيْمِ ﴿٢٤﴾ يُسْقَوْنَ مِنْ رَّحِيْقٍ مَّخْتُوْمٍ ﴿٢٥﴾ خِتٰمُهٗ

سڪون جي تازگي سڃاڻيندين ف٢٤. خالص شراب پيارايا ويندا جو مُهر لڳايل رکيل آهي ف٢٥. ان جي مهر

مِسْكٌ ۜ وَفِىْ ذٰلِكَ فَلْيَتَنَافَسِ الْمُتَنٰفِسُوْنَ ﴿٢٦﴾ وَمِزَاجُهٗ مِنْ

مشڪ تي آهي ۽ ڇا ڪاڻ ته رغبت ڪرڻ وارا انهي ۾ رغبت ڪن ف٢٦ ۽ ان جي آميزش تسنيم مان آهي

تَسْنِيْمٍ ﴿٢٧﴾ عَيْنًا يَّشْرَبُ بِهَا الْمُقَرَّبُوْنَ ﴿٢٨﴾ إِنَّ الَّذِيْنَ أَجْرَمُوْا

ف٢٧. اهو چشمو جنهن مان اُن بارگاهه جا مقرب پيئندا آهن ف٢٨ بيشڪ مجرم ماڻهو ف٢٩

ف٤ يعني انهن جا اعمال ناما. ف٥ سجين ستين زمين جي تري ۾ هڪ مقام آهي جيڪو ابليس ۽ سندس لشڪر جو محل آهي. ف٦ يعني اهو نهايت ئي هول ۽ هيبت جو مقام آهي. ف٧ جيڪ نه مٽي سگهجي ۽ نه تبديل ٿي سگهجي ٿو. ف٨ جڏهن اهو لکيل ڪڍيو ويندو. ف٩ ۽ جزا جي ڏينهن يعني قيامت جا منڪر آهن. ف١٠ حدکان لنگهندڙ. ف١١ انهن جي نسبت ته هي. ف١٢ ان جو چوڻ غلط آهي. ف١٣ انهن نافرمانين ۽ گناهن، جيڪي هي ڪن ٿا يعني بُرن عملن جي شامت سان انهن جون دليون ڪٽجي ۽ ڪاريون ٿي ويون. حديث شريف ۾ آهي ته محبوب سيد عالم صلى الله تعالى عليه واله وسلم جن فرمايو ته جڏهن ڪو ٻانهو ڪو گناهه ڪري ٿو ته ان جي دل ۾ هڪ ڪارو ٽٻڪو پيدا ٿئي ٿو، جڏهن ان گناهه کان باز اچي ٿو ۽ توبهه ۽ استغفار ڪري ٿو ته دل صاف ٿي وڃي ٿي ۽ جيڪڏهن وري گناهه ڪري ٿو ته اهو ٽٻڪو وڌي ٿو ايستائين جو پوري دل ڪاري ٿي وڃي ٿي ۽ اها ئي رَين يعني اها ڪٽ آهي، جنهن جو آيت ۾ ذڪر ٿيو (ترمذي). ف١٤ يعني قيامت جي ڏينهن. ف١٥ جيئن دُنيا ۾ ان جي توحيد کان محروم رهيا. مسئلو: هن آيت مان ثابت ٿيو ته مؤمنن کي آخرت ۾ ديدار الاهي جي نعمت حاصل ٿيندي ڇو ته ديدار کان محرومي ڪافرن جي سزا ۾ ذڪر ڪئي وئي ۽ جيڪا ڪافرن جي لاءِ وعيد ۽ تهديد هجي، اها مسلمانن جي حق ۾ ثابت ٿي نه ٿي سگهي ته پوءِ لازم آيو ته مؤمنن جي حق ۾ اها محرومي ثابت نه ٿئي. حضرت امام مالڪ رضى الله تعالى عنه فرمايو ته جڏهن ان پنهنجن دشمنن کي پنهنجي ديدار کان محروم ڪيو ته پوءِ دوستن کي پنهنجي تجلي سان نوازيندو ۽ پنهنجي ديدار سان سرفراز فرمائيندو. ف١٦ عذاب. ف١٧ دنيا ۾. ف١٨ يعني سچن مؤمنن جا اعمال ناما. ف١٩ عليين ستين آسمان ۾ عرش هيٺان آهي. ف٢٠ يعني ان جو شان عجيب عظمت وارو آهي. ف٢١ عليين ۾ ان ۾ انهن جا اعمال لکيل آهن. ف٢٢ ملائڪ. ف٢٣ الله تعالى جي اڪرام ۽ ان جي نعمتن کي جيڪي ان انهن کي عطا فرمايون ۽ پنهنجن دُشمنن کي جيڪي مختلف نمونن جي عذاب ۾ گرفتار آهن. ف٢٤ ته اهي خوشيءَ مان چمڪندا هوندا ۽ دل جي خوشيءَ جا آثار انهن جي چهرن تي ظاهر هوندا. ف٢٥ جو نيڪ ئي ان جي مُهر ٽوڙيندا. ف٢٦ طاعتن جي طرف سبقت ڪري ۽ بُراين کان پري رهي ڪري. ف٢٧ جيڪو جنت جي شرابن کان اعلى آهي. ف٢٨ يعني مقرب خالص شراب تسنيم پيئن ٿا ۽ باقي جنتين جي شرابن ۾ تسنيم شراب ملايو وڃي ٿو.

كَانُوْا مِنَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا يَضْحَكُوْنَ ﴿٢٩﴾ وَاِذَا مَرُّوْا بِهِمْ يَتَغَامَزُوْنَ ﴿٣٠﴾

ايمان وارن تي ف٣٠ كلندا هئا ۽ جڏهن اهي ف٣١ انهن وٽان لنگهندا هئا ته اهي پاڻ ۾ انهن تي اکين جي اشاري بازي

وَاِذَا انْقَلَبُوْٓا اِلٰٓى اَهْلِهِمُ انْقَلَبُوْا فَكِهِيْنَ ﴿٣١﴾ وَاِذَا رَاَوْهُمْ قَالُوْٓا

كندا هئا ف٣٢ ۽ جڏهن ف٣٣ پنهنجي گهر موٽندا هئا ته خوشيون كندي موٽندا ف٣٤ ۽ جڏهن مسلمانن كي ڏسندا هئا ته چوندا هئا

اِنَّ هٰٓؤُلَآءِ لَضَآلُّوْنَ ﴿٣٢﴾ وَمَآ اُرْسِلُوْا عَلَيْهِمْ حٰفِظِيْنَ ﴿٣٣﴾ فَالْيَوْمَ

بيشڪ هي ماڻهو ٿيڪيل آهن ف٣٥ ۽ هي ف٣٦ انهن تي ڪي نگهبان بنائي نه موڪليا ويا هئا ف٣٧ پوءِ اڄ

الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مِنَ الْكُفَّارِ يَضْحَكُوْنَ ﴿٣٤﴾ عَلَى الْاَرَآئِكِ

ف٣٨ ايمان وارا كافرن تي كلن ٿا ف٣٩ . تختن تي ويٺا ڏسن ٿا ف٤٠

يَنْظُرُوْنَ ﴿٣٥﴾ هَلْ ثُوِّبَ الْكُفَّارُ مَا كَانُوْا يَفْعَلُوْنَ ﴿٣٦﴾

ڇا ڪو بدلو مليو ڪافرن کي سندن ڪرتوتن جو ف٤١

ع ١ ٣٦ ٨

| آياتها ٢٥ — رکوعها ١ | بسم الله الرحمٰن الرحيم | سُوْرَةُ الْاِنْشِقَاقِ ٨٤ مكية ٨٣ |
|---|---|---|

سورة انشقاق مڪي آهي: الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١ ۽ هن ۾ پنجويهه آيتون آهن

اِذَا السَّمَآءُ انْشَقَّتْ ﴿١﴾ وَاَذِنَتْ لِرَبِّهَا وَحُقَّتْ ﴿٢﴾ وَاِذَا الْاَرْضُ

جڏهن آسمان چيرجي پوي ف٢ ۽ پنهنجي رب جو حڪم ٻڌي ف٣ ۽ ان کي لائق ئي اهو آهي. ۽ جڏهن زمين ڊگهي ڪئي وڃي

مُدَّتْ ﴿٣﴾ وَاَلْقَتْ مَا فِيْهَا وَتَخَلَّتْ ﴿٤﴾ وَاَذِنَتْ لِرَبِّهَا وَحُقَّتْ ﴿٥﴾

ف٤ . ۽ جو ڪجهه ان ۾ آهي ف٥ ٻاهر ڦٽي ڪري ۽ خالي ٿي وڃي ۽ پنهنجي رب جو حڪم ٻڌي ف٦ ان کي لائق ئي اهو آهي ف٧

يٰٓاَيُّهَا الْاِنْسَانُ اِنَّكَ كَادِحٌ اِلٰى رَبِّكَ كَدْحًا فَمُلٰقِيْهِ ﴿٦﴾ فَاَمَّا مَنْ

اي انسان بيشڪ تو کي پنهنجي رب جي طرف ف٨ ضرور ڊوڙڻو آهي پوءِ ان سان ملڻو ف٩ پوءِ اهو جنهن کي سندس عمل نامو

اُوْتِيَ كِتٰبَهٗ بِيَمِيْنِهٖ ﴿٧﴾ فَسَوْفَ يُحَاسَبُ حِسَابًا يَّسِيْرًا ﴿٨﴾ وَّيَنْقَلِبُ

سڄي هٿ ۾ ڏنو وڃي ف١٠ . ان کان عنقريب سولو امتحان ورتو ويندو ف١١ . ۽ پنهنجي گهر وارن جي طرف

اِلٰٓى اَهْلِهٖ مَسْرُوْرًا ﴿٩﴾ وَاَمَّا مَنْ اُوْتِيَ كِتٰبَهٗ وَرَآءَ ظَهْرِهٖ ﴿١٠﴾ فَسَوْفَ

ف١٢ ڏاڍو خوش ٿي موٽندو ف١٣ ۽ اهو جنهن جو عمل نامو ڪيس پٺي پويان ڏنو وڃي ف١٤ اهو عنقريب موت

يَدْعُوْا ثُبُوْرًا ﴿١١﴾ وَّيَصْلٰى سَعِيْرًا ﴿١٢﴾ اِنَّهٗ كَانَ فِيْٓ اَهْلِهٖ مَسْرُوْرًا ﴿١٣﴾

گهرندو ف١٥ . ۽ ڀڙڪندڙ باهه ۾ ويندو . بيشڪ اهو پنهنجي گهر ۾ ف١٦ خوش هو ف١٧ .



ف٢٩ مثلاً ابوجهل، وليد بن مغيره ۽ عاص بن وائل وغيره، ڪافرن جا رئيس. ف٣٠ مثلاً حضرت عمار، خباب، صهيب ۽ بلال وغيره مؤمنن جي فقيرن. ف٣١ مؤمن. ف٣٢ طعني ۽ عيب جي طريقي سان. شانِ نزول: منقول آهي ته حضرت علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنه مسلمانن جي هڪ جماعت ۾ تشريف وٺي رهيو هو، منافقن ڪيس ڏسي ڪري اکين سان اشارا ڪيا ۽ مسخري کان کليا ۽ پاڻ ۾ انهن سڳورن جي حق ۾ بيهوده ڪلما چيائون ته پوءِ ان کان اڳ، جو علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنه، محبوب سيد عالم صلي الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي خدمت ۾ پهتو هي آيتون نازل ٿيون. ف٣٣ ڪافر. ف٣٤ يعني مسلمانن کي برو چئي ڪري ۽ پاڻ ۾ انهن تي ٺٺول ڪري ۽ خوش ٿيندي. ف٣٥ جو سيد عالم محبوب محمد مصطفىٰ صلي الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن تي ايمان آندائون ۽ دنيا جي لذتن کي آخرت جي اميدن تي ڇڏي ڏنائون. الله تعالىٰ فرمائي ٿو. ف٣٦ ڪافر. ف٣٧ جو انهن جي احوال ۽ اعمال تي پڪڙ ڪن، بلڪ انهن کي پنهنجي اصلاح جو حڪم ڏنو ويو آهي، اهي پنهنجو حال درست ڪن. ٻين کي بيوقوف ٻڌائڻ ۽ انهن تي ٺٺول ڪرڻ سان ڪهڙو فائدو حاصل ڪري سگهن ٿا. ف٣٨ يعني قيامت جي ڏينهن. ف٣٩ جيئن دنيا ۾ ڪافر مسلمانن جي غربت ۽ محنت تي کلندا هئا، هتي معاملو ابتڙ آهي، مؤمن دائمي عيش ۽ آرام ۾ آهن ۽ ڪافر ذلت ۽ خواري جي دائمي عذاب ۾. جهنم جو دروازو کوليو وڃي ٿو، ڪافرن مان نڪرڻ جي لاءِ دروازي جي طرف ڊوڙن ٿا، جڏهن دروازي جي ويجهو پهچن ٿا ته دروازو بند ٿي وڃي ٿو. بار بار ائين ٿئي ٿو. ڪافرن جي اها حالت ڏسي ڪري مسلمان انهن تي ٺٺول ڪن ٿا ۽ مسلمانن جو حال هي آهي جو اهي جنت ۾ جواهرن جي. ف٤٠ ڪافرن جي ذلت خواري ۽ عذاب جي سختي کي ۽ ان تي کلن ٿا

ف٤١ يعني انهن عملن جو، جيڪي دنيا ۾ ڪيا هيائون ⁘ ⁘ ⁘ ⁘ ⁘ ⁘ ⁘ ⁘ ف١ سورة انشقت کي سوره انشقاق به چوندا آهن، هيءَ سورة مڪي آهي، هن ۾ هڪ رکوع، پنجويهه آيتون، هڪ سو ست ڪلما ۽ چار سو ٽيهه حرف آهن. ف٢ قيامت قائم ٿيڻ جي وقت. ف٣ پنهنجي چيرجڻ جي متعلق ۽ ان جي اطاعت ڪري. ف٤ ۽ ان تي ڪا عمارت ۽ جبل باقي نه رهي. ف٥ يعني سندس اندر خزانن ۽ مئلن سڀني کي ٻاهر. ف٦ پنهنجي اندر رجي شين ٻاهر اڇلڻ جي متعلق ۽ ان جي اطاعت ڪري. ف٧ ان وقت انسان پنهنجي عمل جا نتيجا ڏسندو. ف٨ يعني ان جي حضور ۾ حاضري جي لاءِ، ان مان مراد موت آهي (مدارڪ). ف٩ ۽ پنهنجي عمل جي جزا ملڻ. ف١٠ ۽ اهو مؤمن آهي. ف١١ آسان حساب هي آهي ته ان تي سندس اعمال پيش ڪيا وڃن، اهو پنهنجي طاعت ۽ معصيت کي سڃاڻي، پوءِ طاعت تي ثواب ڏنو وڃي ۽ معصيت کان درگذر فرمايو وڃي، اهو آسان حساب آهي، نه ان ۾ ڇڪتاڻ جي سختي، نه هي چيو وڃي ته ائين ڇو ڪيائين، نه عذر جي طلب هجي، نه ان تي حجت قائم ڪئي وڃي، ڇو ته جنهن کان مطالبو ڪيو ويو ان کي ڪو عذر هٿ نه ايندو ۽ اهو ڪا حجت نه لهندو ۽ خوار ٿيندو. (الله تعالىٰ حساب جي ڇڪتاڻ کان پناهه ڏي). ف١٢ گهر وارن مان جنتي گهر وارا مراد آهن، توڻي اهي حورن مان هجن يا انسانن مان. ف١٣ پنهنجي ان ڪاميابي تي. ف١٤ ۽ اهو ڪافر آهي، جنهن جو ساڄو هٿ پٺي پويان ڪيو ويندو، ان ۾ سندس اعمال نامو ڏنو ويندو ۽ ان حال کي ڏسي اهو چاهي ٿو ته اهو ويندو ته اهو ونخين مان آهي ته پوءِ. ف١٥ ۽ ياثبوراه چوندو، ثبور جي معنىٰ هلاڪت آهي. ف١٦ دنيا جي اندر. ف١٧ پنهنجين خواهشن ۽ شهوتن ۾ ۽ متڪبر ۽ مغرور.

اِنَّهٗ ظَنَّ اَنْ لَّنْ یَّحُوْرَ ﴿١٤﴾ بَلٰۤی ۚ اِنَّ رَبَّهٗ كَانَ بِهٖ بَصِیْرًا ﴿١٥﴾

ان سمجهيوته ان کي موٽڻو نه آهي ١٨ هائو چو نه ١٩ بيشڪ ان جو رب ان کي ڏسي رهيو آهي. پوءِ مون کي قسم آهي

فَلَاۤ اُقْسِمُ بِالشَّفَقِ ﴿١٦﴾ وَالَّیْلِ وَمَا وَسَقَ ﴿١٧﴾ وَالْقَمَرِ اِذَا اتَّسَقَ ﴿١٨﴾

شام جي روشنائي جو ٢٠ ۽ رات جو ۽ جيڪي شيون ان ۾ گڏ ٿين ٿيون ٢١ ۽ چنڊ جو جڏهن پورو ٿئي ٢٢

لَتَرْكَبُنَّ طَبَقًا عَنْ طَبَقٍ ﴿١٩﴾ فَمَا لَهُمْ لَا یُؤْمِنُوْنَ ﴿٢٠﴾ وَاِذَا قُرِئَ

ضرور توهان منزل بمنزل چڙهندؤ ٢٣ پوءِ انهن کي ڇا ٿيو جو ايمان نه ٿا آڻن ٢٤ ۽ جڏهن

عَلَیْهِمُ الْقُرْاٰنُ لَا یَسْجُدُوْنَ ﴿٢١﴾ ۩ بَلِ الَّذِیْنَ كَفَرُوْا یُكَذِّبُوْنَ ﴿٢٢﴾

قرآن پڙهيو وڃي ته سجدو نه ٿا ڪن ٢٥ بلڪ ڪافر ڪوڙ و ڇئي رهيا آهن ٢٦

وَاللّٰهُ اَعْلَمُ بِمَا یُوْعُوْنَ ﴿٢٣﴾ فَبَشِّرْهُمْ بِعَذَابٍ اَلِیْمٍ ﴿٢٤﴾ اِلَّا الَّذِیْنَ

۽ الله بهتر ڄاڻي ٿو جو ڪجهه پنهنجي دل ۾ رکن ٿا ٢٧ پوءِ تون انهن کي دردناڪ عذاب جي خوشخبري ڏي ٢٨ مگر جن

اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ لَهُمْ اَجْرٌ غَیْرُ مَمْنُوْنٍ ﴿٢٥﴾

ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون انهن جي لاءِ اهو ثواب آهي جيڪو ڪڏهن ختم نه ٿيندو.

سُوْرَةُ الْبُرُوْجِ مَكِّيَّةٌ ٨٥ — ٢٧ | بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِیْمِ | اٰیَاتُهَا ٢٢ رُكُوْعُهَا ١

سورة بروج مڪي آهي: الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان شروع ١ ۽ هن ۾ ٻاويهه آيتون آهن

وَالسَّمَآءِ ذَاتِ الْبُرُوْجِ ﴿١﴾ وَالْیَوْمِ الْمَوْعُوْدِ ﴿٢﴾ وَشَاهِدٍ وَّمَشْهُوْدٍ ﴿٣﴾

آسمان جو قسم جنهن ۾ برج آهن ٢ ۽ واعدي واري ڏينهن جو قسم ٣ ۽ ان ڏينهن جو جيڪو شاهد آهي ٤ ۽ ان

قُتِلَ اَصْحٰبُ الْاُخْدُوْدِ ﴿٤﴾ النَّارِ ذَاتِ الْوَقُوْدِ ﴿٥﴾ اِذْ هُمْ عَلَیْهَا

ڏينهن جو جنهن ۾ حاضر ٿين ٿا ٥ ڪاهي وارن تي لعنت هجي ٦ ان ٻڙي هٽندڙ باهه وارا جڏهن اهي ان جي ڪنارن تي ويٺا

قُعُوْدٌ ﴿٦﴾ وَّهُمْ عَلٰى مَا یَفْعَلُوْنَ بِالْمُؤْمِنِیْنَ شُهُوْدٌ ﴿٧﴾ وَمَا

هئا ۽ اهي پاڻ شاهد آهن جو ڪجهه مسلمانن سان ڪري رهيا هئا ٧ ۽ انهن کي مسلمانن جي ڪهڙي

نَقَمُوْا مِنْهُمْ اِلَّاۤ اَنْ یُّؤْمِنُوْا بِاللّٰهِ الْعَزِیْزِ الْحَمِیْدِ ﴿٨﴾ الَّذِیْ

ڳالهه بُري لڳي! اها ئي نه جو انهن ايمان آندو الله عزت واري سڀ ساراهيل تي. ۽ انهي

لَهٗ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ وَاللّٰهُ عَلٰى كُلِّ شَیْءٍ شَهِیْدٌ ﴿٩﴾

جي واسطي آسمانن ۽ زمين جي بادشاهي آهي ۽ الله هر شيءِ تي شاهد آهي.



معانقة ١٤ — السجدة ١٤ — ع ٢٥ / ٩

ف ١٨ پنهنجي رب جي طرف ۽ اهو مرڻ کان پوءِ اٿاريو نه ويندو. ف ١٩ ضرور پنهنجي رب جي طرف رجوع ڪندو ۽ مرڻ کان پوءِ اٿاريو ويندو ۽ حساب ڪيو ويندو. ف ٢٠ جيڪا ڳاڙهاڻ ڪان پوءِ ظاهر ٿئي ٿي ۽ جنهن جي غائب ٿيڻ تي امام صاحب ضاورت عشاء جو وقت شروع ٿئي ٿو، اهو ئي گهڻن صحابين جو قول آهي ۽ ڪي عالم شفق مان ڳاڙهاڻ مراد وٺن ٿا. ف ٢١ جانورن وانگر جيڪي ڏينهن ۾ پکڙجي وڃن ٿا ۽ رات جو پنهنجن آکيرن ۾ رهائش گهرن جي طرف هليا وڃن ٿا ۽ اوندهه ۽ ستارن ۽ انهن عملن وانگر جيڪي رات ۾ ڪيا وڃن ٿا. مثلاً تهجد. ف ٢٢ ۽ ان جو نور ڪامل ٿئي ٿو ۽ اهو تيرهين، چوڏهين ۽ پندرهين تاريخن ۾ ٿئي ٿو. ف ٢٣ هي خطاب يا ته انسانن کي آهي، ان تقدير تي معنيٰ هي آهي ته توهان کي حال کان پوءِ حال پيش ايندو. حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته موت کان پوءِ سختيون ۽ هولناڪيون، وري مرڻ کان پوءِ اٿڻ، وري حساب جي جڳهه ۾ پيش ٿيڻ ۽ هي به چيو ويو آهي ته انسان جي حالات ۾ تدريج آهي هڪ وقت کير پيئندڙ ٻار ٿئي ٿو وري کير ڇڏي ٿو، وري ٻارڙائپ جو زمانو اچي ٿو وري جوان ٿئي ٿو وري جواني ختم ٿئي ٿي، پوءِ پوڙهو ٿئي ٿو ۽ هڪ قول هي آهي ته هي خطاب محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن کي آهي ته پاڻ سڳورا معراج جي رات آسمانن تي تشريف وٺي ويا، وري ٻئي تي، اهڙي طرح درجه بدرجه مرتبه بمرتبه قرب جي منزل ۾ واصل ٿيا. بخاري شريف ۾ حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما کان مروي آهي ته هن آيت ۾ محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن جو حال بيان فرمايو ويو آهي معنيٰ هي آهي ته پاڻ سڳورن کي مشرڪن تي فتح ۽ ڪاميابي حاصل ٿيندي ۽ انجام بهتر ٿيندو توهان ڪافرن جي سرڪشي ۽ انهن جي تڪذيب کان غمگين نه ٿيو. ف ٢٤ يعني هاڻي ايمان آڻڻ ۾ ڪهڙو عذر آهي، دليلن ظاهر ٿيڻ جي باوجود چو نه ٿا ايمان آڻن. ف ٢٥ مراد ان مان تلاوت جو سجدو آهي. شان نزول: جڏهن سورة اقرا ۾ وَاسْجُدْ وَاقْتَرِبْ نازل ٿي ته محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن هي آيت پڙهي ڪري سجدو ڪيو، مؤمنن سان گڏ سجدو ڪيو ۽ قريش جي ڪافرن سجدو نه ڪيو انهن جي ان فعل جي برائي ۾ هي آيت نازل ٿي ته ڪافرن تي جڏهن قرآن پاڪ پڙهيو وڃي ٿو ته اهي تلاوت جو سجدو نه ٿا ڪن. مسئلو: هن آيت مان ثابت ٿيو ته تلاوت جو سجدو واجب آهي ٻڌڻ واري تي ۽ حديث مان ثابت آهي ته پڙهڻ واري ۽ ٻڌڻ واري ٻنهي تي سجدو واجب ٿي وڃي ٿو. قرآن ڪريم ۾ سجدي جون چوڏهن آيتون آهن، جن کي پڙهڻ يا ٻڌڻ سان سجدو واجب ٿي وڃي ٿو، توڙي ٻڌڻ واري ٻڌڻ جو ارادو ڪيو هجي يا نه ڪيو هجي. مسئلو: تلاوت جي سجدي جي لاءِ به اهي ئي شرط آهن، جيڪي نماز جي لاءِ، مثلاً پاڪائي، قبلي منهن ٿيڻ ۽ اگهڙ ڍڪڻ وغيره. مسئلو: سجدي جي اول ۽ آخر ۾ الله اڪبر چوڻ گهرجي. مسئلو: امام سجدي جي آيت پڙهي ته پوءِ ان تي ۽ جماعتين تي ۽ جيڪو شخص نماز ۾ نه هجي ۽ ٻڌي ته ان تي به سجدو واجب آهي. مسئلو: سجدي جون جيتريون آيتون پڙهيون وڃن، اوترائي سجدا واجب ٿيندا. جيڪڏهن هڪ ئي آيت هڪ مجلس ۾ بار بار پڙهي وڃي ته پوءِ هڪ سجدو واجب ٿيو. والتفصيل في كتب الفقه. (تفسير احمدي). ف ٢٦ قرآن کي ۽ مرڻ کان پوءِ اٿڻ کي. ف ٢٧ ڪفر ۽ محبوب نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن جي تڪذيب. ف ٢٨ سندن ڪفر ۽ عناد تي. ✽ ✽ ✽ ف ١ سورة بروج مڪي آهي هن ۾ هڪ رڪوع، ٻاويهه آيتون، هڪ سو نو ڪلما، چار سو ڇهٺ حرف آهن. ف ٢ جن جو تعداد ٻارهن آهي ۽ انهن ۾ حڪمت الاهي جا عجائب ظاهر آهن. سج، چنڊ ۽ تارن جو سير انهن ۾ معين انداز تي آهي جنهن ۾ اختلاف نه ٿو ٿئي. ف ٣ اهو قيامت جو ڏينهن آهي. ف ٤ ان مان مراد جمعي جو ڏينهن آهي، جيئن حديث شريف ۾ آهي. ف ٥ ماڻهو ۽ ملائڪ. مراد ان مان يوم العرفه يعني نائين ذوالحجه جو ڏينهن آهي. ف ٦ روايت آهي ته گذريل زماني ۾ هڪ بادشاهه هو، جڏهن ان جو جادوگر پوڙهو ٿيو ته ان بادشاهه کي چيو ته مون کي هڪ ڇوڪرو گهرجي جنهن کي مان جادو سيکاريان، بادشاهه هڪ ڇوڪرو مقرر ڪيو، اهو جادو سکڻ لڳو رستي ۾ هڪ راهب رهندو هو ان وٽ ويهڻ لڳو ۽ ان جو ڪلام سندس دل نشين ٿيندو ويو، ان بعد ايندي ويندي ان راهب جي صحبت ۾ ويهڻ مقرر ڪري ڇڏيو. هڪ ڏينهن رستي ۾ ڪنهن هڪ خطرناڪ هيبت ناڪ جانور مليو، ڇوڪري هٿ ۾ هڪ پٿر کڻي ڪري هي دعا ڪئي ته يا رب! جيڪڏهن توکي راهب پيارو آهي ته پوءِ منهنجي هن پٿر سان هن جانور کي هلاڪ ڪر. اهو جانور ان جي پٿر سان مري ويو، ان کان پوءِ ڇوڪرو مستجاب الدعوات ٿيو ۽ ان جي دعا سان ڪوڙها وارا، انڌا ائين ٺيڪ ٿيڻ لڳا. بادشاهه جو هڪ مصاحب انڌو ٿي ويو هو، اهو آيو، ڇوڪري دعا ڪئي ۽ اهو ٺيڪ ٿي ويو ۽ الله تعالىٰ تي ايمان آڻي ورتائين ۽ بادشاهه جي دربار ۾ پهتو ته ان چيو ڪنهن توکي ٺيڪ ڪيو؟ چيائين منهنجي پالڻهار، بادشاهه چيو ته مون کان سواءِ ٻيو ڪو پالڻهار آهي؟ اهو چئي ان تي سختيون شروع ڪيون ايستائين جو ان ڇوڪري جو پتو ٻڌايو. ڇوڪري تي سختيون ٿيون، ان راهب جو پتو ٻڌايو، راهب تي سختيون ٿيون ۽ ان کي چيائين ته پنهنجو دين ڇڏ. ان انڪار ڪيو ته ان جي مٿي تي آرو رکي ڪري چيرو ويو ۽ پوءِ مصاحب چيرو ويو، وري ڇوڪري جي لاءِ حڪم ڏنائين ته پهاڙ جي چوٽي کان ڪيرايو وڃي. سپاهي ان کي پهاڙ جي چوٽي تي وٺي ويا، ان دعا ڪئي ته پهاڙ ۾ زلزلو آيو ۽ سڀئي ڪري هلاڪ ٿي ويا، ڇوڪرو صحيح ۽ سلامت هليو آيو. بادشاهه چيو سپاهين کي ڇا ٿيو؟ چيائين سڀني کي خدا هلاڪ ڪري ڇڏيو. وري بادشاهه ڇوڪري کي سمنڊ ۾ ٻوڙڻ لاءِ موڪليو، ڇوڪري دعا ڪئي ته ٻيڙي ٻڏي وئي، سمورا شاهي ماڻهو ٻڏي ويا. ڇوڪرو صحيح ۽ سلامت بادشاهه وٽ

إِنَّ الَّذِينَ فَتَنُوا الْمُؤْمِنِينَ وَالْمُؤْمِنٰتِ ثُمَّ لَمْ يَتُوبُوا فَلَهُمْ

بيشڪ جن تڪليف ڏني مسلمان مردن ۽ مسلمان عورتن کي ۽ پوءِ توبهه نه ڪيائون ته پوءِ انهن

عَذَابُ جَهَنَّمَ وَلَهُمْ عَذَابُ الْحَرِيقِ ﴿١٠﴾ إِنَّ الَّذِينَ آمَنُوا وَعَمِلُوا

جي واسطي جهنم جو عذاب آهي ۽ انهن جي واسطي باهه جو عذاب آهي. بيشڪ جن ايمان آندو

الصّٰلِحٰتِ لَهُمْ جَنّٰتٌ تَجْرِي مِنْ تَحْتِهَا الْأَنْهٰرُ ۚ ذٰلِكَ

۽ چڱا ڪم ڪيائون، انهن جي واسطي باغ آهن جن جي هيٺان نهرون جاري آهن

الْفَوْزُ الْكَبِيرُ ﴿١١﴾ إِنَّ بَطْشَ رَبِّكَ لَشَدِيدٌ ﴿١٢﴾ إِنَّهُ هُوَ يُبْدِئُ وَ

اهائي وڏي ڪاميابي آهي. بيشڪ تنهنجي رب جي گرفت ڏاڍي سخت آهي. بيشڪ پهريائين اهو ئي ڪري

يُعِيدُ ﴿١٣﴾ وَهُوَ الْغَفُورُ الْوَدُودُ ﴿١٤﴾ ذُو الْعَرْشِ الْمَجِيدُ ﴿١٥﴾ فَعَّالٌ

وري موٽائي به اهو. ۽ اهو ئي آهي بخشڻ وارو نيڪ بانهن کي پيار ڪندڙ، عزت واري عرش جو مالڪ هميشه

لِمَا يُرِيدُ ﴿١٦﴾ هَلْ أَتٰكَ حَدِيثُ الْجُنُودِ ﴿١٧﴾ فِرْعَوْنَ وَثَمُودَ ﴿١٨﴾

چاهي ڪرڻ وارو. ڇا تو وٽ لشڪرن جي ڳالهه آئي، فرعون ۽ ثمود جي لشڪرن جي.

بَلِ الَّذِينَ كَفَرُوا فِي تَكْذِيبٍ ﴿١٩﴾ وَاللّٰهُ مِنْ وَرَائِهِمْ مُحِيطٌ ﴿٢٠﴾

بلڪ ڪافر ڪوڙ چوڻ ۾ آهن ۽ الله سندن پٺيان کين گهيرو ڪيو آهي

بَلْ هُوَ قُرْآنٌ مَجِيدٌ ﴿٢١﴾ فِي لَوْحٍ مَحْفُوظٍ ﴿٢٢﴾

بلڪ اهو ڪمال شرف وارو قرآن آهي لوح محفوظ ۾.

سُورَةُ الطَّارِقِ ٨٦ مَكِّيَّةٌ ٣٦ | بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيمِ | آياتها ١٧ ركوعها ١

سورة طارق مڪي آهي: الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) هن ۾ سترهن آيتون آهن

وَالسَّمَاءِ وَالطَّارِقِ ﴿١﴾ وَمَا أَدْرٰكَ مَا الطَّارِقُ ﴿٢﴾ النَّجْمُ الثَّاقِبُ ﴿٣﴾

آسمان جو قسم ۽ رات جو اچڻ واري جو، ۽ تو کي ڪا خبر پئي ته اهو رات جو اچڻ وارو ڇا آهي. خوب چمڪندڙ تارو.

إِنْ كُلُّ نَفْسٍ لَمَّا عَلَيْهَا حَافِظٌ ﴿٤﴾ فَلْيَنْظُرِ الْإِنْسَانُ مِمَّ خُلِقَ ﴿٥﴾

ڪو به ساهه نه آهي جنهن تي نگهبان نه هجي. پوءِ انسان کي گهرجي ته غور ڪري ته ڪهڙي شيءِ مان ناهيو ويو

خُلِقَ مِنْ مَاءٍ دَافِقٍ ﴿٦﴾ يَخْرُجُ مِنْ بَيْنِ الصُّلْبِ وَالتَّرَائِبِ ﴿٧﴾

ٽپ سان نڪرندڙ پاڻي مان. جيڪو نڪرندو آهي پُٺي ۽ سينن جي وچان.

منزل ٧

جي ويو. بادشاهه جيوٽ انهن ماڻهن کي چاڙهيو؟ چيائين سيني کي الله تعاليٰ هلاڪ ڪري ڇڏيو ۽ تون مون کي قتل ڪري نه ٿو سگهين جيستائين اهو ڪم نه ڪرين، جيڪو مان ٻڌايان. چيائين اهو ڪهڙو؟ چو ڪري جيو هڪ ميدان ۾ سيني ماڻهن کي گڏ ڪر ۽ مون کي کجي جي ٿڙهي تي سوليءَ ڏي، پوءِ منهنجي ترڪش مان هڪ تير ڪڍي ڪري بسم الله رب الغلام چئي ڪري هڻ. ائين ڪندين ته پوءِ مون کي قتل ڪري سگهندين. بادشاهه ائين ئي ڪيو، تير جو ڪري جي لونڊڙي تي لڳو. ان پنهنجو هٿ ان تي رکيو ۽ واصل بحق ٿي ويو. اهو ڏسي ڪري سيني ماڻهن ايمان آندو ورتو. ان سان بادشاهه کي اچانڪ ياده صدمو ٿيو ۽ ان هڪ کڏ کوٽائي ۽ ان ۾ باهه تيار ڪرائي ۽ حڪم ڏنائين جيڪو دين کان نه ڦري، ان کي هن باهه ۾ اڇلائي ڇڏيو. ماڻهو اڇلايا ويا ايستائين جو هڪ عورت آئي، ان جي گود ۾ ٻار هو، اها ترسو ڊڄڻ لڳي. ٻار چيو ته اي ماءُ صبر ڪر نه ڊڄ، تون سچي دين تي آهين، اها ۽ ٻار به باهه ۾ اڇلايا ويا. هي حديث صحيح آهي، مسلم ان جي تخريج ڪئي. هن مان ولين سڳورن جون ڪرامتون ثابت ٿين ٿيون. آيت ۾ ان واقعي جو ذڪر آهي. ڪ ڪرسيون رکي ۽ مسلمانن کي باهه ۾ اڇلائي رهيا هئا. ٨ شاهي ماڻهو بادشاهه وٽ اچي هڪ ٻئي جي حق ۾ شاهدي ڏيندا هئا ته انهن حڪم جي تعميل ۾ ڪوتاهي نه ڪئي، ايماندارن کي باهه ۾ اڇلائي ڇڏيو سون. مروي آهي ته جيڪي مؤمن باهه ۾ اڇلايا ويا الله تعاليٰ انهن جي باهه ۾ پوڻ کان اڳ سندن روح قبض فرمائي کين ڇوٽڪارو ڏنو ۽ باهه کڏ جي ڪنارن کان ٻاهر نڪري ڪري ڪناري تي ويٺل ڪافرن کي ساڙي ڇڏيو. فائدو:- هن واقعي ۾ مؤمنن کي صبر ۽ مڪي وارن جي ايذاء پهچائڻ تي تحمل ڪرڻ جي ترغيب فرمائي ويئي.

٩ باهه ۾ ساڙي ڪري. ١٠ ۽ پنهنجي ڪفر کان باز نه آيا. ١١ آخرت ۾ سندن ڪفر جو بدلو. ١٢ دنيا ۾ جو انهي باهه انهن کي ساڙي ڇڏيو هي بدلو آهي مسلمانن کي باهه ۾ وجهڻ جو. ١٣ جڏهن اهو ظالمن کي عذاب ۾ پڪڙي. ١٤ يعني پهريائين دنيا ۾ پيدا ڪري، وري قيامت ۾ اعمال جي جزا ڏيڻ جي لاءِ موت کان پوءِ ٻيهر زنده ڪري. ١٥ جن کي ڪافر، نبين سڳورن جي مقابلي ۾ آندو. ١٦ اي محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم! توهان جي امت جا. ١٨ توهان کي ۽ قرآن پاڪ کي، جيئن اڳين ڪافرن جو دستور هو. ١٩ ان کان انهن کي ڪو بچائڻ وارو نه آهي.

※ الهي ڪفر جي ڪرڻ هارڪ ڪيا ويا ※

١ سورة الطارق مڪي آهي، هن ۾ هڪ رڪوع، سترهن آيتون، ايڪهٺ ڪلما ۽ ٻه سؤ انٽيتاليهه حرف آهن. ٢ يعني ستاري جو جيڪو رات جو چمڪي ٿو. شان نزول: هڪ رات محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن جي خدمت ۾ ابوطالب ڪجهه هديو آندو ۽ محبوب ڪريم جن ان کي تناول فرمائي رهيا هئا ان وچ ۾ هڪ تارو ٽٽو ۽ ساري فضا باهه سان ڀرجي ويئي. ابوطالب گهٻرائجي چوڻ لڳو هي ڇا آهي؟ حضرت محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن فرمايو هي ستارو آهي جنهن سان شيطان ماريا وڃن ٿا ۽ هي قدرت الاهي جي نشانين مان آهي. ابوطالب کي ان کان تعجب ٿيو ۽ هي سورة نازل ٿي. ٣ سندس رب جي طرفان، جيڪو ان جي عملن جي نگهباني ڪري ۽ سندس چڱائي برائي سڀ لکي. حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما فرمايو ته مرادان مان ملائڪ آهن. ٤ ته جيئن اهو ڄاڻي ته ڪيئن پيدا ڪرڻ وارو ڪيئن موت کان پوءِ جزا جي لاءِ زنده ڪرڻ تي قادر آهي. پوءِ ان کي جزا جي ڏينهن جي لاءِ عمل ڪرڻ گهرجن. ٥ يعني مرد ۽ عورت جي نطفن مان جيڪي رحم ۾ ملي ڪري هڪ ٿي وڃن ٿا. ٦ يعني مرد جي پُٺي مان ۽ عورت جي سيني جي جاءِ مان. حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما فرمايو ته سيني جي ان جاءِ مان، جتي هار پاتو ويندو آهي ۽ ڪانئس ئي منقول آهي ته عورت جي ٻنهي پستانن جي وچ مان. هي به چيو ويو آهي ته مني انسان جي سيني عضون مان نڪري ٿي ۽ ان جو گهڻو حصو دماغ کان مرد جي پُٺي ۾ اچي ٿو ۽ عورت جي بدن جي اڳين حصي جي گهڻين رڳن ۾ جيڪي سيني جي جاءِ تي آهن، نازل ٿئي ٿو. انهي ڪري انهن ٻنهي جاين جو ذڪر خصوصيت سان فرمايو ويو.

إِنَّهُ عَلَىٰ رَجْعِهِ لَقَادِرٌ ﴿٨﴾ يَوْمَ تُبْلَى السَّرَائِرُ ﴿٩﴾ فَمَا لَهُ مِن قُوَّةٍ

بيشڪ الله انجي موٽائڻ تي قادر آهي ٧ جنهن ڏينهن لڪل ڳالهين جي پرکا ٿيندي. پوءِ ماڻهوءَ وٽ نه ڪو زور رهندو

وَلَا نَاصِرٍ ﴿١٠﴾ وَالسَّمَاءِ ذَاتِ الرَّجْعِ ﴿١١﴾ وَالْأَرْضِ ذَاتِ الصَّدْعِ ﴿١٢﴾

نه ڪو مددگار ٩ آسمان جو قسم جتان مينهن لهي ٿو ١٠ ۽ زمين جو جيڪا ان سان کُلي ٿي ١١

إِنَّهُ لَقَوْلٌ فَصْلٌ ﴿١٣﴾ وَمَا هُوَ بِالْهَزْلِ ﴿١٤﴾ إِنَّهُمْ يَكِيدُونَ كَيْدًا ﴿١٥﴾

بيشڪ قرآن ضرور فيصلي ڪن ڳالهه آهي ١٢ ۽ ڪا چرچي جي ڳالهه ڪونهي ١٣ بيشڪ ڪافر پنهنجي داءُ جي سازش سٽيندا آهن ١٤

وَأَكِيدُ كَيْدًا ﴿١٦﴾ فَمَهِّلِ الْكَافِرِينَ أَمْهِلْهُمْ رُوَيْدًا ﴿١٧﴾

۽ مان پنهنجي مخفي تدبير فرمايان ٿو ١٥ پوءِ تون ڪافرن کي ڍر ڏي ١٦ انهن کي ڪا ٿوري مهلت ڏي ١٧

سُورَةُ الْأَعْلَىٰ مَكِّيَّةٌ ٨٧ ٨ — بِسْمِ اللَّهِ الرَّحْمَٰنِ الرَّحِيمِ — اٰيَاتُهَا ١٩ رُكُوعُهَا ١

سورة اعلىٰ مڪي آهي: الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ١ هن ۾ اڻويهه آيتون آهن

سَبِّحِ اسْمَ رَبِّكَ الْأَعْلَى ﴿١﴾ الَّذِي خَلَقَ فَسَوَّىٰ ﴿٢﴾ وَالَّذِي

پنهنجي بلند بالا رب جي نالي جي پاڪائي بيان ڪر ٢ جنهن خلقيو ۽ ٺيڪ ٺيڪ خلقيائين ٣ ۽ جنهن ٺيڪ اندازو فرمايو

قَدَّرَ فَهَدَىٰ ﴿٣﴾ وَالَّذِي أَخْرَجَ الْمَرْعَىٰ ﴿٤﴾ فَجَعَلَهُ غُثَاءً أَحْوَىٰ ﴿٥﴾

پوءِ راهه ڏيکاري ٤ ۽ جنهن آلو گاهه ڪڍيو. پوءِ اُن کي سڪو ڪارو ڪري ڇڏيائين.

سَنُقْرِئُكَ فَلَا تَنسَىٰ ﴿٦﴾ إِلَّا مَا شَاءَ اللَّهُ ۚ إِنَّهُ يَعْلَمُ الْجَهْرَ وَمَا

اجهو هاڻي توکي پڙهائينداسي جو تون نه وساريندين ٥ مگر جيڪي الله گهري ٦ بيشڪ اهو ڄاڻي ٿو ظاهر کي ۽ لڪل

يَخْفَىٰ ﴿٧﴾ وَنُيَسِّرُكَ لِلْيُسْرَىٰ ﴿٨﴾ فَذَكِّرْ إِن نَّفَعَتِ الذِّكْرَىٰ ﴿٩﴾

کي ۽ اسان تنهنجي واسطي آسانيءَ جو سامان ڪنداسي ٧ پوءِ تون نصيحت فرماءِ ٨ جيڪڏهن نصيحت فائدو ڏي ٩

سَيَذَّكَّرُ مَن يَخْشَىٰ ﴿١٠﴾ وَيَتَجَنَّبُهَا الْأَشْقَى ﴿١١﴾ الَّذِي يَصْلَى

عنقريب نصيحت پرائيندو جيڪو ڊڄي ٿو ١٠ ۽ ان ١١ کان اهو ڏور بد بخت پري رهندو. جيڪو سڀ کان وڏي باهه

النَّارَ الْكُبْرَىٰ ﴿١٢﴾ ثُمَّ لَا يَمُوتُ فِيهَا وَلَا يَحْيَىٰ ﴿١٣﴾ قَدْ أَفْلَحَ

۾ داخل ٿيندو ١٢ پوءِ نه ان ۾ مري ١٣ ۽ نه جيئي ١٤ بيشڪ ڪامياب ٿيو اهو

مَن تَزَكَّىٰ ﴿١٤﴾ وَذَكَرَ اسْمَ رَبِّهِ فَصَلَّىٰ ﴿١٥﴾ بَلْ تُؤْثِرُونَ الْحَيَاةَ

جيڪو پاڪ صاف ٿيو ١٥ ۽ پنهنجي رب جو نالو وٺي ١٦ نماز پڙهيائين ١٧. بلڪ توهان دنيا جي زندگي کي ترجيح ڏيو ٿا

ع ١٧ / ١١



٧ يعني موت کان پوءِ زندگي جي طرف موٽائڻ تي. ٨ لڪل ڳالهين مان مُراد عقيدا، نيتون ۽ اهي عمل آهن، جن کي ماڻهو لڪائي ٿو. قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ انهن کي ظاهر ڪندو. ٩ يعني جيڪو ماڻهو بعث جو انڪاري آهي، نه ان کي اهڙي طاقت هوندي، جنهن سان عذاب کي رُوڪي سگهي، نه ان جو ڪو اهڙو مددگار هوندو، جيڪو ان کي بچائي سگهي.

١٠ جيڪو زمين جي پيداوار پوکن ۽ وڻن جي لاءِ ڦاٽو وانگر آهي. ١١ ۽ وڻن وغيره جي لاءِ ماءُ وانگر آهي ۽ هي ٻئي الله تعاليٰ جون عجيب نعمتون آهن ۽ انهن ۾ قدرتِ الاهي جا گهڻا آثار ظاهر آهن، جن ۾ غور ڪرڻ سان ماڻهوءَ کي موت کان پوءِ بعث جا گهڻا دليل ملن ٿا. ١٢ جو حق ۽ باطل ۾ فرق ۽ امتياز ڪري ڇڏي ٿو. ١٣ جيڪا اجائي ۽ بيڪار هجي.

١٤ ۽ دينِ الاهيءَ کي مِٽائڻ، نورِ حق کي وسائڻ ۽ محبوب سيد عالم محمد مصطفيٰ صلي الله تعاليٰ عليه واٰله وسلم جن کي ايذاءِ پهچائڻ جي لاءِ مختلف قسم جا فريب ڪن ٿا. ١٥ جنهن جي انهن کي خبر نه آهي.

١٦ اي سيد الانبياء محبوب سرورِ عالم صلي الله تعاليٰ عليه واٰله وسلم! ١٧ چند ڏينهن جي، جو اهي عنقريب هلاڪ ڪيا ويندا، اهڙيءَ طرح ايئن ٿي ٿيو ۽ بدر ۾ انهن کي عذابِ الاهيءَ پڪڙيو. (ونسخ الامهال باٰية السيف) ✤ ✤ ✤ ✤ ✤ ✤ ✤ ......

١ سُورة الاعلىٰ مڪي آهي، هن ۾ هڪ رڪوع اڻويهه آيتون، ٻاهتر ڪلما ۽ ٽي سؤ ايڪيانوي حرف آهن. ٢ يعني ان جو ذڪر عظمت ۽ احترام سان ڪريو. حديث شريف ۾ آهي ته جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي ته محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه واٰله وسلم جن فرمايو ته ان کي پنهنجي سجدي ۾ داخل ڪريو يعني سجدي ۾ سُبْحَانَ رَبِّيَ الْأَعْلَىٰ چئو (ابوداؤد). ٣ يعني هر شيءِ جي پيدائش اهڙي مناسب فرمائي، جيڪا پيدا ڪرڻ واري جي علم ۽ حڪمت تي دلالت ڪري ٿي. ٤ يعني امور کي ازل ۾ مقدر ڪيو ۽ ان جي طرف وات ڏني يا هيءَ معنيٰ آهي ته روزي کي مقدر ڪيو ۽ انهن جي ڪمائڻ جي طريقن جي وات ٻڌائي. ٥ هي الله تعاليٰ جي طرف کان پنهنجي محبوب نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه واٰله وسلم جن کي خوشخبري آهي ته توهان کي قرآن پاڪ جي ※ محنت ۽ مشقت کان سواءِ ۽ تڪرار ۽ ورد کان سواءِ توهان کي حفظ ٿي ويو. (جمل). ٦ مفسرن فرمايو ته هي استثناء واقع نه ٿي ۽ الله تعاليٰ نه چاهيو ته پاڻ سڳورا ڪجهه وساري ڇڏن (خازن). ٧ نه وحي توهان کي محنت کان سواءِ ياد رهندو. مفسرن جو هڪ قول هي به آهي ته آساني جي سامان مان مراد، دين اسلام آهي، جيڪا نهايت سولي ۽ آسان آهي. ٨ ان قرآن مجيد سان. ٩ ۽ ڪجهه ماڻهوان مان نفعي وارا ٿين. ١٠ الله تعاليٰ کان. ١١ پند ونصيحت. ١٢ شانِ نزول: ڪن مفسرن فرمايو ته هيءَ آيت وليد بن مغيره ۽ عتبه بن ربيعه جي حق ۾ نازل ٿي. ١٣ جو مري ڪري ئي عذاب کان ڇُٽي سگهي. ١٤ اهڙو جيئڻ، جنهن سان ڪجهه به آرام لهي. ١٥ ايمان آڻي ڪري يا هي معنيٰ آهي ته ان نماز جي لاءِ پاڪائي ڪئي، ان تقدير تي آيت مان نماز جي لاءِ وضوءِ ۽ غسل ثابت ٿئي ٿو (تفسير احمدي). ١٦ يعني تڪبير افتتاح چئي ڪري. ١٧ پنج وقت. مسئلو: هن آيت مان تڪبير افتتاح ثابت ٿي ۽ هي به ثابت ٿيو ته اها نماز جو جُزو نه آهي، چو ته نماز جو اُن تي عطف ڪيو ويو آهي ۽ هي به ثابت ٿيو ته نماز جو افتتاح الله تعاليٰ جي هر نالي سان جائز آهي. هن آيت جي تفسير ۾ هي چيو ويو ته تَزَكّٰى مان صدقهءِ فطر ڏيڻ ۽ رب جي نالي وٺڻ سان عيدگاهه جي رستي ۾ تڪبيرون چوڻ ۽ نماز مان عيد نماز مُراد آهي (تفسير احمدي ۽ مدارڪ).

※ حفظ جي نعمت محنت کان سواءِ عطا ٿي، ته هي توهان جو معجزو آهي ته ايترو وڏو عظيم ڪتاب

الدُّنْيَا ﴿١٦﴾ وَالْاٰخِرَةُ خَيْرٌ وَّاَبْقٰى ﴿١٧﴾ اِنَّ هٰذَا لَفِى الصُّحُفِ الْاُوْلٰى ﴿١٨﴾

و۱۸ . ۽ آخرت بهتر ۽ باقي رهندڙ آهي. بيشڪ هي و۱۹ اڳين صحيفن ۾

صُحُفِ اِبْرٰهِيْمَ وَمُوْسٰى ﴿١٩﴾

آهي ف۲۰ ابراهيم ۽ موسىٰ جي صحيفن ۾.

سُوْرَةُ الْغَاشِيَةِ مَكِّيَّةٌ ٨٨ — ٦٨ | بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ | اٰيَاتُهَا ٢٦ رُكُوْعُهَا ١

سورة غاشيه مڪي آهي: الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان شروع و۱ هن ۾ ڇويهه آيتون آهن

هَلْ اَتٰىكَ حَدِيْثُ الْغَاشِيَةِ ﴿١﴾ وُجُوْهٌ يَّوْمَئِذٍ خَاشِعَةٌ ﴿٢﴾

بيشڪ تو وٽ و۲ ڇانئجي ويندڙ مصيبت جي خبر آئي و۳ ڪيترائي مُنهن ان ڏينهن ذليل هوندا. ڪم ڪن

عَامِلَةٌ نَّاصِبَةٌ ﴿٣﴾ تَصْلٰى نَارًا حَامِيَةً ﴿٤﴾ تُسْقٰى مِنْ عَيْنٍ

تڪليف برداشت ڪن. داخل ٿين ٻرندڙ باهه ۾ و۴ نهايت ساڙيندڙ چشمي جو پاڻي پيارو وڃن. انهن جي اسطي

اٰنِيَةٍ ﴿٥﴾ لَيْسَ لَهُمْ طَعَامٌ اِلَّا مِنْ ضَرِيْعٍ ﴿٦﴾ لَّا يُسْمِنُ وَلَا يُغْنِيْ

ڪوبه کاڌو نه آهي مگر باهه جا ڪنڊا و۵ جو نه ٿلهو متارو ڪن ۽ نه بُک کان فائدو ڏين و۶

مِنْ جُوْعٍ ﴿٧﴾ وُجُوْهٌ يَّوْمَئِذٍ نَّاعِمَةٌ ﴿٨﴾ لِّسَعْيِهَا رَاضِيَةٌ ﴿٩﴾ فِيْ

ڪيترائي منهن ان ڏينهن سُڪون ۾ آهن و۷ پنهنجي ڪوشش تي راضي و۸ بلند باغ ۾.

جَنَّةٍ عَالِيَةٍ ﴿١٠﴾ لَّا تَسْمَعُ فِيْهَا لَاغِيَةً ﴿١١﴾ فِيْهَا عَيْنٌ جَارِيَةٌ ﴿١٢﴾ فِيْهَا

جو اُن ۾ ڪا به بيهودي ڳالهه نه ٻُڌندا ان ۾ وهندڙ چشمو آهي. ان ۾ بلند تخت آهن

سُرُرٌ مَّرْفُوْعَةٌ ﴿١٣﴾ وَّاَكْوَابٌ مَّوْضُوْعَةٌ ﴿١٤﴾ وَّنَمَارِقُ مَصْفُوْفَةٌ ﴿١٥﴾ وَّ

۽ قطاري رکيل ڪپا و۹ . ۽ برابر وڇايل قالين ۽ پکڙيل روشنيون

زَرَابِيُّ مَبْثُوْثَةٌ ﴿١٦﴾ اَفَلَا يَنْظُرُوْنَ اِلَى الْاِبِلِ كَيْفَ خُلِقَتْ ﴿١٧﴾

ف۱۰ ڇا پوءِ اُٺ کي نه ٿا ڏسن ته ڪيئن ٺاهيو ويو آهي. ۽ آسمان کي ته

وَاِلَى السَّمَآءِ كَيْفَ رُفِعَتْ ﴿١٨﴾ وَاِلَى الْجِبَالِ كَيْفَ نُصِبَتْ ﴿١٩﴾ وَاِلَى

ڪيئن اُوچو ڪيو ويو آهي و۱۱ ۽ جبلن کي ته ڪيئن قائم ڪيا ويا. ۽ زمين کي ته

الْاَرْضِ كَيْفَ سُطِحَتْ ﴿٢٠﴾ فَذَكِّرْ اِنَّمَآ اَنْتَ مُذَكِّرٌ ﴿٢١﴾ لَسْتَ عَلَيْهِمْ

ڪيئن وڇائي وئي. پوءِ تون نصيحت ٻُڌاءِ و۱۲ تون ته فقط نصيحت ٻڌائڻ وارو آهين تون ڪو انهن تي

رقف لازم

ع ۱ / ۱۹ / ۱۲

و۱۸ آخرت تي، انهي ڪري اهي عمل نه ٿا ڪريو جيڪي اتي ڪم اچن. و۱۹ يعني پهرين جو مُراد ڪي پهچڻ ۽ آخرت جو بهتر ٿيڻ. ف۲۰ جيڪي قرآن کان اڳ نازل ٿيا ٭ ٭ ٭ ٭ ٭ ٭ ٭ ٭ ٭ ٭ ٭ ٭ .

و۱ سُورة غاشيه مڪي آهي، هن ۾ هڪ رڪوع ڇويهه آيتون، ٻيانوي ڪلمان ۽ ٽي سؤ ڪيانوي حرف آهن. و۲ اي محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم! و۳ خلق تي، ان مان قيامت مُراد آهي، جنهن جون سختيون ۽ تڪليفون هر شيءِ تي ڇانئجي وينديون. و۴ حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ان مان اهي مُراد آهن، جيڪي دين اسلام تي نه هئا بت پرست هئا يا ڪتابي ڪافر مثلاً راهب ۽ پوڄاري. انهن محنتون ۽ تڪليفون سٺيون پوءِ به نتيجو هي ٿيو ته اهي جهنم ۾ ويا. و۵ عذاب قسم قسم جو هوندو ۽ جن مانڻهن کي عذاب ڏنو ويندو انهن جا گهڻا طبقا هوندا. ڪن کي کاڌو لاءِ نه ٿوهر ڏنو ويندو، ڪن کي غسلين (دوزخين جي پون ۽)، ڪن کي باهه جا ڪنڊا. و۶ يعني انهن مان غذا جو نفعو حاصل نه ٿيندو ۽ جو ته غذا جا ٻه ئي فائدا آهن. هڪ هي ته بک جي تڪليف ختم ڪري، ٻيو هي ته بدن کي ٿلهو ڪري. هي ٻيئي وصفون دوزخين جي کاڌي ۾ نه آهن، بلڪ اهو سخت عذاب آهي. و۷ عيش ۽ خوشي ۽ نعمت ۽ ڪرامت ۾. و۸ يعني ان عمل ۽ طاعت تي، جيڪي دنيا ۾ ادا ڪيا هئا. و۹ چشمن جي ڪنارن تي، جن جي ڏسڻ سان به لذت حاصل ٿئي ۽ جڏهن پيئڻ گهرڻ ته اهي ڀريل ملن. ف۱۰ هن سورة ۾ جنت جي نعمتن جو ذڪر ٻُڌي ڪري ڪافرن تعجب ڪيو ۽ انڪار ڪيو، پوءِ الله تعالىٰ انهن کي پنهنجي صنعت جي عجائب ۾ نظر ڪرڻ جي هدايت فرمائي ته جيئن اهي سمجهن ته جنهن قادر حڪيم دنيا ۾ اهڙيون عجيب وغريب شيون پيدا ڪيون آهن، ان جي قدرت کان جنتي نعمتن جو پيدا فرمائڻ ڪهڙي طرح تعجب جي قابل ۽ انڪار جي لائق تي سگهي ٿو. جيئن ته ارشاد ٿئي ٿو. و۱۱ ٿنيي ڪان سواءِ. و۱۲ الله تعالىٰ جون نعمتون ۽ ان جي قدرت جا دليل بيان فرمائي ڪري.

بِمُصَيْطِرٍ ﴿٢٢﴾ إِلَّا مَنْ تَوَلَّىٰ وَكَفَرَ ﴿٢٣﴾ فَيُعَذِّبُهُ اللَّهُ الْعَذَابَ

زبردستي ڪندڙ نہ آهين ‏ف١٣ هائو جيڪو منهن ڦيري ف١٤ ۽ ڪفر ڪري ف١٥ پوءِ الله ان کي تمام وڏي سزا ڏيندو

الْأَكْبَرَ ﴿٢٤﴾ إِنَّ إِلَيْنَا إِيَابَهُمْ ﴿٢٥﴾ ثُمَّ إِنَّ عَلَيْنَا حِسَابَهُمْ ﴿٢٦﴾

ف١٦ . بيشڪ اسان جي طرف انهن جو موٽڻ آهي ف١٧ پوءِ بيشڪ اسان تي انهن جو حساب آهي .

سُورَةُ الْفَجْرِ ٨٩ مَكِّيَّةٌ ١٠ — بِسْمِ اللَّهِ الرَّحْمَٰنِ الرَّحِيمِ — آيَاتُهَا ٣٠ رُكُوعُهَا ١

سورة فجر مڪي آهي، الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١ هن ۾ ٽيهه آيتون آهن

وَالْفَجْرِ ﴿١﴾ وَلَيَالٍ عَشْرٍ ﴿٢﴾ وَالشَّفْعِ وَالْوَتْرِ ﴿٣﴾ وَاللَّيْلِ إِذَا يَسْرِ ﴿٤﴾

ان صبح جو قسم ف٢ ۽ ڏهن راتين جو ف٣ ۽ ٻڌي ۽ اڪي جو ف٤ ۽ رات جو جڏهن سير ڪري چڪي ف٥

هَلْ فِي ذَٰلِكَ قَسَمٌ لِذِي حِجْرٍ ﴿٥﴾ أَلَمْ تَرَ كَيْفَ فَعَلَ رَبُّكَ

ڇا ان ۾ عقلمند جي واسطي قسم ٿيو ف٦ ڇا تو نہ ڏٺو ف٧ تنهنجي رب عاد جو ڪهڙو (حشر) ڪيو،

بِعَادٍ ﴿٦﴾ إِرَمَ ذَاتِ الْعِمَادِ ﴿٧﴾ الَّتِي لَمْ يُخْلَقْ مِثْلُهَا فِي الْبِلَادِ ﴿٨﴾

اهي ارم حد کان زياده ڊيگهه وارا ف٨ جو انهن جهڙو شهرن ۾ پيدا نہ ٿيو ف٩ ۽ ثمود جن

وَثَمُودَ الَّذِينَ جَابُوا الصَّخْرَ بِالْوَادِ ﴿٩﴾ وَفِرْعَوْنَ ذِي الْأَوْتَادِ ﴿١٠﴾

وادي ۾ ف١٠ پٿر جون ترڪيون ڪٽيون ف١١ ۽ فرعون چؤ ڪنيو ڪندڙ ف١٢ جن شهرن ۾

الَّذِينَ طَغَوْا فِي الْبِلَادِ ﴿١١﴾ فَأَكْثَرُوا فِيهَا الْفَسَادَ ﴿١٢﴾ فَصَبَّ عَلَيْهِمْ

سرڪشي ڪئي ف١٣ پوءِ انهن ۾ گهڻو فساد پکيڙيائون ف١٤ . پوءِ انهن تي تنهنجي رب سزا جو چهبڪ

رَبُّكَ سَوْطَ عَذَابٍ ﴿١٣﴾ إِنَّ رَبَّكَ لَبِالْمِرْصَادِ ﴿١٤﴾ فَأَمَّا الْإِنْسَانُ

زور سان وهايو. بيشڪ تنهنجي رب جي نظر کان ڪا شيءِ غائب نہ آهي . پر انسان جڏهن ان کي سندس رب

إِذَا مَا ابْتَلَاهُ رَبُّهُ فَأَكْرَمَهُ وَنَعَّمَهُ فَيَقُولُ رَبِّي أَكْرَمَنِ ﴿١٥﴾

آزمائي جو ان کي مرتبو ۽ نعمت ڏي تہ ڏهن چوي ٿو تہ منهنجي رب مون کي عزت ڏني . ۽ جيڪڏهن آزمائي

وَأَمَّا إِذَا مَا ابْتَلَاهُ فَقَدَرَ عَلَيْهِ رِزْقَهُ فَيَقُولُ رَبِّي أَهَانَنِ ﴿١٦﴾

۽ ان جو رزق ان تي تنگ ڪري، پوءِ چوي ٿو منهنجي رب مون کي خوار ڪيو . هرگز نہ

كَلَّا ۖ بَلْ لَا تُكْرِمُونَ الْيَتِيمَ ﴿١٧﴾ وَلَا تَحَاضُّونَ عَلَىٰ طَعَامِ الْمِسْكِينِ ﴿١٨﴾

ف١٥ بلڪ توهان يتيم جي عزت نہ ٿا ڪريو ف١٦ ۽ پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي مسڪين جي کاڌي جي رغبت نہ ٿا ڏيو

ف١٣ جو جبر ڪريو (هذه الآية نسخت بآية القتال). ف١٤ ايمان آڻڻ کان. ف١٥ نصيحت کان پوءِ. ف١٦ آخرت ۾ جو ان کي جهنم ۾ داخل ڪندو. ف١٧ موت کان پوءِ . . . . . . . . . ف١ سُورَةُ الْفَجْرِ مڪي آهي، هن ۾ هڪ رڪوع، ٽيهه يا اڻٽيهه آيتون، هڪ سؤ اُنٽيتاليهه ڪلما ۽ پنج سؤ ستانوي حرف آهن. ف٢ مراد ان مان يا پهرين محرم جو صبح آهي، جنهن سان سال شروع ٿئي ٿو يا پهرين ذوالحج جو، جنهن سان ڏهه راتيون مليل آهن يا عيد الاضحیٰ جو صبح ۽ ڪن مفسرن فرمايو تہ مراد ان مان هر ڏينهن جو صبح آهي؛ ڇو تہ اهو رات جي گذرڻ، روشني جي ظاهر ٿيڻ ۽ سڀني جاندارن جي رزق جي ڳولا جي لاءِ پکڙجڻ جو وقت آهي ۽ هي مئلن جو قبرن مان اٿڻ جي وقت سان مشابهت ۽ مناسبت رکي ٿو. ف٣ حضرت ابن عباس رضی الله تعالیٰ عنهما کان روايت آهي تہ مراد انهن مان ذوالحج جون پهريون راتيون آهن؛ ڇو تہ هي وقت حج جي اعمال ۾ مشغول هجڻ جو وقت آهي ۽ حديث شريف ۾ ان ڏهي جون گهڻيون فضيلتون وارد ٿيون آهن ۽ هي ٻہ روايت آهي تہ رمضان جي آخري ڏهي جون راتيون مراد آهن يا محرم جي پهرين ڏهي جون. ف٤ هر شيءِ جي يا انهن راتين جي يا نمازن جي ۽ هي ٻہ چيو ويو آهي تہ جفت مان مراد خلق ۽ طاق مان مراد الله تعالیٰ آهي. ف٥ يعني گذري، هي پنجون قسم آهي عام رات جو، ان کان اڳ ڏهن خاص راتين جو ذڪر فرمايو ويو. ڪي مفسر فرمائن ٿا تہ ان مان خاص رات مزدلفہ جي مراد آهي، جنهن ۾ خدا اجا نها طاعتِ الاهي جي لاءِ گڏ ٿين ٿا. هڪ قول هي آهي تہ ان مان شب قدر مراد آهي، جنهن ۾ رحمت جو نزول ٿئي ٿو ۽ جيڪا گهڻي ثواب جي لاءِ مخصوص آهي. ف٦ يعني اهي شيئون عقلمندن وٽ اهڙي عظمت رکن ٿيون جو خبرن کي انهن سان گڏ مؤڪد ڪرڻ لائق ۽ مناسب آهي ڇو تہ اهي اهڙن عجائب ۽ دلائل تي مشتمل آهن، جيڪي الله تعالیٰ جي توحيد ۽ ربوبيت تي دلالت ڪن ٿا ۽ قسم جو جواب هي آهي تہ ڪافرن کي ضرور عذاب ڪيو ويندو، ان جواب تي ايندڙ آيتون دلالت ڪن ٿيون. ف٧ اي سيد عالم محبوب سرورِ ڪونين صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم! ف٨ جن جا قد تمام ڊگها هئا، انهن کي عاد ارم ۽ عادِ اولیٰ چوندا آهن. هن مان مقصد مڪي وارن کي خوف ڏيارڻ آهي تہ عادِ اولیٰ جن جون عمريون تمام ڊگهيون ۽ قدم تمام ڊگها ۽ نهايت مضبوط ۽ طاقتور هئا انهن کي الله تعالیٰ هلاڪ ڪري ڇڏيو تہ پوءِ هي ڪافر پنهنجو پاڻ کي ڇا سمجهن ٿا ۽ عذاب الاهي کان ڇو بي خوف آهن؟ ف٩ زور ۽ قوت ۽ ڊگهي قد ۾ عاد جي پٽن مان شداد به آهي، جنهن دنيا تي بادشاهي ڪئي ۽ سمورا بادشاه سندس تابعدار ٿي ويا ۽ ان جنت جو ذڪر ٻڌي ڪري سرڪشي کان دنيا ۾ جنت ٺاهڻ گهري ۽ ان ارادي سان هڪ وڏو شهر ٺهرايائين جنهن جا محل سون ۽ چاندي جي سِرن سان تعمير ڪيا ويا ۽ زبرجد ۽ ياقوت جا ٿنڀا ان جي عمارتن ۾ نصب ٿيا ۽ اهڙي فرش گهرن ۽ ٿنڀن ۾ ٺاهيا ويا. سنگريزن جي جاءِ تي آبدار موتي وڇايا ويا، هر محل جي چوڌاري جواهرن تي نهرون جاري ڪيون ويون. قسم قسم جا وڻ سهڻي سونهن سان لڳايا ويا، جڏهن اهو شهر مڪمل ٿيو تہ پوءِ شداد بادشاه پنهنجي شاهي خادمن سان گڏ ان جي طرف روانو ٿيو. جڏهن هڪ منزل باقي رهي تہ آسمان مان هڪ هولناڪ آواز آيو. جنهن سان الله تعالیٰ انهن سڀني کي هلاڪ ڪري ڇڏيو. حضرت امير معاويہ جي زماني ۾ حضرت عبدالله بن قلابہ، عدن جي ميدان ۾ پنهنجي گم ٿيل اٺ کي تلاش ڪندي ان شهر ۾ پهتو ۽ ان جي پوري سونهن ۽ زينت ڏٺائين ۽ ڪو به اتي رهڻ وارو نہ ڏٺائين، ٿورا جواهر ڪڍي اتان هليو آيو. اها خبر امير معاويہ کي معلوم ٿي تہ ان کيس گهرائي ڪري حال معلوم ڪيو ان سمورو قصو ٻڌايو. پوءِ امير معاويہ ڪعب احبار کي سڏائي معلوم ڪيو تہ ڇا دنيا ۾ ڪو اهڙو شهر آهي، ان فرمايو تہ هائو، جنهن جو قرآن پاڪ ۾ به ذڪر آيو آهي. اهو شهر شداد بن عاد ٺهرايو هو، اهي سڀ عذاب الاهي سان هلاڪ ٿي ويا، ان مان ڪو به باقي نہ رهيو ۽ توهان جي زماني ۾ هڪ مسلمان سرخ رنگ، آسماني اکين وارو، ننڍي قد وارو، جنهن جي ڀرُون تي هڪ تِرُ هوندو، پنهنجي اٺ جي ڳولا ۾ داخل ٿيندو. پوءِ عبدالله بن قلابہ کي ڏسي ڪري فرمايائين تہ خدا جو قسم! اهو شخص هي آهي. ف١٠ يعني قريٰ وادي ۾. ف١١ ۽ گهر ٺهرايائين. انهن کي الله تعالیٰ ڪهڙي طرح هلاڪ ڪيو. ف١٢ ان کي، جنهن تي غضب وارو ٿيندو هو، هائي عاد، ثمود ۽ فرعون سڀني جي نسبت ارشاد ٿئي ٿو. ف١٣ ۽ نافرماني ۽ گمراهي ۾ انتها کي پهچي ويا ۽ ماپ جي حد لنگهي ويا. ف١٤ ڪفر، قتل ۽ ظلم ڪري. ف١٥ يعني عزت ۽ ذلت، دولت ۽ فقر تي نہ آهي. اها ان جي حڪمت آهي، ڪڏهن دشمن کي دولت ڏئي ٿو ڪڏهن مخلص ٻانهي کي فقيري ۾ مبتلا ڪري ٿو. عزت ۽ ذلت، طاعت ۽ معصيت تي آهي، ڪافر ان حقيقت کي نٿا سمجهن. ف١٦ ۽ دولتمند هجڻ جي باوجود انهن سان سهڻو سلوڪ نہ ٿا ڪريو ۽ انهن کي سندن حق نہ ٿا ڏيو، جن جا اهي وارث آهن. مقاتل چيو تہ امية بن خلف وٽ قدامہ بن مظعون يتيم هو، اهو ان کي سندس حق نہ ڏيندو هو.

وَتَأْكُلُوْنَ التُّرَاثَ اَكْلًا لَّمًّا ﴿١٩﴾ وَّتُحِبُّوْنَ الْمَالَ حُبًّا جَمًّا ﴿٢٠﴾ كَلَّآ

۽ ميراث جو مال هپ هپ ڪري کائي وڃو ٿا وڦ١٧ ۽ مال سان نهايت گهڻي دوستي رکو ٿا وڦ١٨ هائو ها ٿو جڏهن

اِذَا دُكَّتِ الْاَرْضُ دَكًّا دَكًّا ﴿٢١﴾ وَّجَآءَ رَبُّكَ وَالْمَلَكُ صَفًّا صَفًّا ﴿٢٢﴾

زمين کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ذرا ذرا ڪيو وڃي وڦ١٩ ۽ تنهنجي رب جو حڪم اچي ۽ ملائڪ قطار در قطار هجن.

وَجِايْٓءَ يَوْمَئِذٍۭ بِجَهَنَّمَ ۙ يَوْمَئِذٍ يَّتَذَكَّرُ الْاِنْسَانُ وَاَنّٰى لَهُ

ان ڏينهن جهنم کي آندو وڃي وڦ٢٠ ان ڏينهن ماڻهو سوچيندو وڦ٢١ ۽ هاڻي ان جي سوچڻ جو ڪهڙو وقت

الذِّكْرٰى ﴿٢٣﴾ يَقُوْلُ يٰلَيْتَنِيْ قَدَّمْتُ لِحَيَاتِيْ ﴿٢٤﴾ فَيَوْمَئِذٍ لَّا يُعَذِّبُ

آهي وڦ٢٢ چوندو هاءِ جيڪر مون پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪجهه اڳتي موڪلي هجي ها. پوءِ ان ڏينهن ان جهڙو عذاب

عَذَابَهٗٓ اَحَدٌ ﴿٢٥﴾ وَّلَا يُوْثِقُ وَثَاقَهٗٓ اَحَدٌ ﴿٢٦﴾ يٰٓاَيَّتُهَا النَّفْسُ

وڦ٢٣ ڪو به نه ٿو ڪري. ۽ ان جهڙو جڪڙڻ ڪو به نه ٿو جڪڙي ١٠ اي اطمينان وارا

الْمُطْمَئِنَّةُ ﴿٢٧﴾ ارْجِعِيْٓ اِلٰى رَبِّكِ رَاضِيَةً مَّرْضِيَّةً ﴿٢٨﴾ فَادْخُلِيْ

ساهه وڦ٢٤ پنهنجي رب جي طرف هن طرح واپس ٿيءُ جو تون ان کان راضي ۽ اهو توکان راضي. پوءِ

فِيْ عِبٰدِيْ ﴿٢٩﴾ وَادْخُلِيْ جَنَّتِيْ ﴿٣٠﴾

منهنجي خاص ٻانهن ۾ داخل ٿيءُ. ۽ منهنجي جنت ۾ اچ.

سُوْرَةُ الْبَلَدِ ٩٠ مَكِّيَّةٌ ٣٥ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ — اٰيَاتُهَا ٢٠ رُكُوْعُهَا ١

سورة بلد مڪي آهي: الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) وڦ١ هن ۾ ويهه آيتون آهن

لَآ اُقْسِمُ بِهٰذَا الْبَلَدِ ﴿١﴾ وَاَنْتَ حِلٌّۢ بِهٰذَا الْبَلَدِ ﴿٢﴾ وَوَالِدٍ

مون کي هن شهر جو قسم وڦ٢ جو اي محبوب تون هن شهر ۾ تشريف فرما آهين وڦ٣ ۽ تنهنجي پيءُ (ابراهيم) جو قسم ۽

وَّمَا وَلَدَ ﴿٣﴾ لَقَدْ خَلَقْنَا الْاِنْسَانَ فِيْ كَبَدٍ ﴿٤﴾ اَيَحْسَبُ اَنْ

ان جي اولاد جو (جو تون آهين) وڦ٤ بيشڪ اسان انسان کي تڪليف ۾ رهندڙ پيدا ڪيو وڦ٥ ڇا انسان هي سمجهي ٿو ته هرگز

لَّنْ يَّقْدِرَ عَلَيْهِ اَحَدٌ ﴿٥﴾ يَقُوْلُ اَهْلَكْتُ مَالًا لُّبَدًا ﴿٦﴾

ان تي ڪو به طاقت نه لهندو وڦ٦. چوي ٿو مان تمام گهڻو مال کپائي ڇڏيو وڦ٧.

اَيَحْسَبُ اَنْ لَّمْ يَرَهٗٓ اَحَدٌ ﴿٧﴾ اَلَمْ نَجْعَلْ لَّهٗ عَيْنَيْنِ ﴿٨﴾ وَلِسَانًا

ڇا ماڻهو سمجهي ٿو ته ان کي ڪنهن به نه ڏٺو وڦ٨. ڇا اسان ان جي واسطي ٻه اکيون نه ٺاهيون وڦ٩ ۽ زبان وڦ١٠



وڦ١٧ ۽ حلال وحرام جي تميز نه ٿا ڪريو ۽ عورتن ۽ ٻارن کي ورثو نه ٿا ڏيو انهن جا حصا پاڻ کائي وڃو ٿا، جاهليت ۾ اهوئي دستور هو. وڦ١٨ ان کي خرچ ڪرڻ ۾ ٻُڌتا چاهيو. وڦ١٩ ۽ ان تي پهاڙن ۽ عمارت ڪنهن شيءِ جو نالو ۽ نشان نه رهي. وڦ٢٠ جهنم جا ستر هزار رستا هوندا، هر رستي تي ستر هزار ملائڪ گڏ ٿي ڪري ان کي ڇڪيندا ۽ اهو جوش ۽ غضب ۾ هوندو ۽ ايستائين جو ملائڪ ان کي عرش جي کاٻي پاسي آڻيندا. ان ڏينهن سڀ نفسي نفسي چوندا هوندا حضور پرنور حبيب خدا سيد الانبياء صلى الله تعالى عليه واله وسلم جن کان سواءِ ڇو ته محبوب پاڪ جن يارب امتي امتي فرمائيندا هوندا. جهنم محبوب سائين جن کي عرض ڪندو ته اي سيد عالم صلى الله تعالى عليه وسلم! توهان جو منهنجو ڪهڙو واسطو. الله تعالى توهان تي مون کي حرام ڪيو آهي. (جمل). وڦ٢١ ۽ پنهنجي ڪوتاهي کي سمجهندو. وڦ٢٢ ان وقت جو سوچڻ سمجهڻ ڪجهه به مفيد نه آهي. وڦ٢٣ يعني الله تعالى جهڙو. وڦ٢٤ جيڪا ايمان ۽ يقين تي ثابت رهي ۽ الله تعالى جي حڪم جي حضور ۾ فرمانبردار رهي. اهو مؤمن کي موت جي وقت چيو ويندو ۽ جڏهن دنيا مان سندس سفر ڪرڻ جو وقت ايندو. ❋ ❋ ❋ ❋

وڦ١ سورة بلد مڪي آهي، هن ۾ هڪ رڪوع، ويهه آيتون ۽ ٻياسي ڪلما ۽ ٻي سؤ ويهه حرف آهن. وڦ٢ يعني مڪه مڪرمه جو. وڦ٣ هن آيت مان معلوم ٿيو ته اها عظمت مڪه مڪرمه کي محبوب سيد عالم صلى الله تعالى عليه واله وسلم جن جي رونق افروزي جي ڪري حاصل ٿي. وڦ٤ هڪ قول هي به آهي ته والد مان محبوب سيد عالم صلى الله تعالى عليه واله وسلم جن ۽ اولاد مان سندن امت مراد آهي (حسيني). وڦ٥ ته حمل ۾ هڪ سوڙهي ۽ اونداهي مڪان ۾ رهي، ولادت جي وقت تڪليف سهي، کير پيئڻ، کير ڇڏڻ، روزگار ڪمائڻ ۽ زندگي ۽ موت جي تڪليف کي برداشت ڪري. وڦ٦ هيءَ آيت ابوالاشد اسيد بن ڪلده جي حق ۾ نازل ٿي. اهو نهايت مضبوط ۽ طاقتور هو ۽ ان جي طاقت جي حالت هيءَ هئي ته چمڙو پيرن هيٺان دٻائي ڇڏيندو هو، ڏهه ڏهه ماڻهو ان کي ڇڪيندا هئا، پر اهو ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويندو هو، مگر جيڪو هن جي پيرن جي هيٺان هوندو هو هرگز نه نڪري سگهندو هو ۽ هڪ قول هي آهي ته هيءَ آيت وليد بن مغيره جي حق ۾ نازل ٿي. معنيٰ هيءَ آهي ته اهو ڪافر پنهنجي قوت تي مغرور، مسلمانن کي ڪمزور سمجهندو هو. ڪهڙي گمان ۾ آهي، الله قادر برحق جي قدرت کي نه ٿو ڄاڻي، ان کان پوءِ ان جو مقولو نقل فرمايائين. وڦ٧ محبوب سيد عالم صلى الله تعالى عليه واله وسلم جن جي دشمني ۾ ماڻهن کي رشوتون ڏيئي ڪري ته جيئن حضور محبوب سائين جن کي آزار پهچائن. وڦ٨ يعني ڇا ان جو هي گمان آهي ته الله تعالى ان کي نه ڏٺو ۽ الله تعالى ان کان سوال نه ڪندو ته ان هي مال ڪٿان حاصل ڪيو، ڪهڙي ڪم ۾ خرچ ڪيو، ان کان پوءِ الله تعالى پنهنجين نعمتن جو ذڪر فرمائي ٿو ته جيئن ان کي عبرت حاصل ڪرڻ جو موقعو ملي. وڦ٩ جن سان ڏسي ٿو. وڦ١٠ جنهن سان ڳالهائي ٿو ۽ پنهنجي دل جي ڳالهه بيان ڪري ٿو.

وَّشَفَتَيۡنِ ۝٩ وَهَدَيۡنٰهُ النَّجۡدَيۡنِ ۝١٠ فَلَا اقۡتَحَمَ الۡعَقَبَةَ ۝١١ وَ

۽ ٻه چپ ٺا. ۽ ان کي ٻن ابريل شين جو رستو ڏيکاريو ١٢. پوءِ بنا سوچ جي لڪ ۾ ڏگهڙيو ١٣ ۽ تو کي ڪهڙي خبر

مَاۤ اَدۡرٰىكَ مَا الۡعَقَبَةُ ۝١٢ فَكُّ رَقَبَةٍ ۝١٣ اَوۡ اِطۡعٰمٌ فِیۡ یَوۡمٍ ذِیۡ

ته اهو لڪ ڇا آهي ١٤. ڪنهن ٻانهي کي آزاد ڪرائڻ ١٥. يا بُک جي ڏينهن کاڌو کارائڻ

مَسۡغَبَةٍ ۝١٤ يَّتِيۡمًا ذَا مَقۡرَبَةٍ ۝١٥ اَوۡ مِسۡكِيۡنًا ذَا مَتۡرَبَةٍ ۝١٦

١٦ يتيم رشتيدار کي. يا مٽيءَ ۾ پيل مسڪين کي ١٧. پوءِ هجي

ثُمَّ كَانَ مِنَ الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا وَتَوَاصَوۡا بِالصَّبۡرِ وَتَوَاصَوۡا

انهن مان جن ايمان آندو ١٨ ۽ انهن پاڻ ۾ صبر جي وصيت ڪئي ١٩ ۽ هڪ ٻئي سان مهرباني جي وصيت ڪيائون.

بِالۡمَرۡحَمَةِ ۝١٧ اُولٰٓئِكَ اَصۡحٰبُ الۡمَيۡمَنَةِ ۝١٨ وَالَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا

٢٠ اهي سڄي طرف وارا آهن ٢١ ۽ جن اسان جي آيتن جو انڪار ڪيو

بِاٰيٰتِنَا هُمۡ اَصۡحٰبُ الۡمَشۡئَمَةِ ۝١٩ عَلَيۡهِمۡ نَارٌ مُّؤۡصَدَةٌ ۝٢٠

اهي کٻي طرف وارا آهن ٢٢ انهن تي باه آهي جو انهن کي ان ۾ جهيٽان کان بند ڪئي ويئي ٢٣

سُوۡرَةُ الشَّمۡسِ ٩١ مَكِّيَّةٌ ٢٦ — بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ — اٰيَاتُهَا ١٥ رُكُوۡعُهَا ١

سورة شمس مڪي آهي: الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ١: منجهس پندرهن آيتون آهن

وَالشَّمۡسِ وَضُحٰهَا ۝١ وَالۡقَمَرِ اِذَا تَلٰىهَا ۝٢ وَالنَّهَارِ اِذَا جَلّٰىهَا ۝٣

سج ۽ ان جي روشني جو قسم. ۽ چنڊ جو جڏهن ان جي پٺيان اچي ٢ ۽ ڏينهن جو جڏهن ان کي چمڪائي ٣

وَالَّيۡلِ اِذَا يَغۡشٰهَا ۝٤ وَالسَّمَآءِ وَمَا بَنٰهَا ۝٥ وَالۡاَرۡضِ وَمَا طَحٰهَا ۝٦

۽ رات جو جڏهن ان کي لڪائي ٤ ۽ آسمان ۽ ان جي ٺاهيندڙ جو قسم ۽ زمين ۽ ان جي پکيڙيندڙ جو قسم.

وَنَفۡسٍ وَّمَا سَوّٰىهَا ۝٧ فَاَلۡهَمَهَا فُجُوۡرَهَا وَتَقۡوٰىهَا ۝٨ قَدۡ اَفۡلَحَ

۽ ساهه جو ۽ ان جو جنهن ان کي ٺيڪ ٺاهيو ٥ پوءِ ان جي دل ۾ وڌائين ان جي نافرماني ۽ پرهيزگاري ٦ بيشڪ ڪامياب ٿيو

مَنۡ زَكّٰىهَا ۝٩ وَقَدۡ خَابَ مَنۡ دَسّٰىهَا ۝١٠ كَذَّبَتۡ ثَمُوۡدُ

جنهن ان کي پاڪ صاف ڪيو ٨ ۽ نامراد ٿيو اهو جنهن ان کي نافرماني ۾ لڪايو. ثمود پنهنجي سرڪشي سان

بِطَغۡوٰىهَاۤ ۝١١ اِذِ انۡۢبَعَثَ اَشۡقٰىهَا ۝١٢ فَقَالَ لَهُمۡ رَسُوۡلُ اللّٰهِ

ڪوڙو ڄاتو ٩. جڏهن جو انهن ۾ سڀ کان وڏو بدبخت ١٠ اٿي کڙو ٿيو پوءِ انهن کي الله جي رسول ١١ فرمايو

منزل ٧

١١ جن سان وات کي بند ڪري ۽ ڳالهائڻ ۾ ڪاٽڻ پيئڻ ۽ ڦوڪڻ ۾ انهن کان ڪم وٺي ٿو. ١٢ يعني ڇاتين جي ٿڻ پيدا ٿيڻ کان پوءِ انهن مان کير پيئندو رهيو ۽ غذا حاصل ڪندو رهيو. مُراد هي آهي ته الله تعالىٰ جون نعمتون ظاهر ۽ وافر آهن، انهن جو شڪر لازم آهي. ١٣ يعني چڱا عمل ادا ڪري انهن جليل نعمتن جو شڪر ادا نه ڪيائين. ان کي گهاٽي ۾ عُبور ڪرڻ سان تعبير فرمايائين هن مناسبت سان ته ان وات ٽپڻ نفس تي ڳرو آهي (ابوالسعود).

١٤ ۽ ان ۾ گمراه ٿيڻ ڇا يعني ان مان ان جي ظاهري معنىٰ مُراد نه آهي، بلڪ ان جو تفسير اهو آهي، جيڪو اڳين آيتن ۾ ارشاد ٿئي ٿو. ١٥ غلامي کان ڇوٽڪاري هن طرح هجي ته ڪنهن ٻانهي کي آزاد ڪري يا هن طرح ته مڪاتب کي ايترو مال ڏي، جنهن سان اهو آزادي حاصل ڪري سگهي يا ڪنهن غلام کي آزاد ڪرائڻ ۾ مدد ڪري يا ڪنهن قيدي يا قرضي کي آزاد ڪرائڻ ۾ مدد ڪري ۽ هي معنىٰ به ٿي سگهي ٿي ته چڱا عمل اختيار ڪري پنهنجو ڪنڌ آخرت جي عذاب کان ڇڏائي (روح البيان).

١٦ يعني ڏڪر ۽ مهانگائي جي وقت جوان وقت مال ڪيڻ نفس تي تمام ڳرو ۽ وڏي اجر جو موجب ٿئي ٿو. ١٧ جيڪو نهايت تنگدست ۽ پٽ تي پيل، نه ان کي پهرڻ لاءِ ڪجهه هجي ۽ نه وڇائڻ لاءِ. حديث شريف ۾ آهي ته يتيمن ۽ مسڪين جي مدد ڪرڻ وارو جهاد ۾ ڪوشش ڪرڻ واري، ۽ ٿڪاوٽ کان سواءِ شب بيداري ڪرڻ واري ۽ هميشه روزو رکڻ واري جي مثل آهي. ١٨ يعني اهي سمورا عمل ان وقت مقبول آهن جڏهن عمل ڪرڻ وارو ايماندار هجي ۽ جڏهن جيئو ته اهو لڪ ۾ گهڙي پيو ۽ جيڪڏهن ايماندار نه آهي ته ڪجهه به نه آهي، سڀ عمل بيڪار. ١٩ معصيتن کان پري رهڻ، طاعتن جي ادا ڪرڻ ۽ انهن مشقتن جي برداشت ڪرڻ تي، جن ۾ مؤمن مبتلا هجي. ٢٠ ته مؤمن هڪ ٻئي سان شفقت ۽ محبت جو برتاءُ ڪن. ٢١ جن کي سندن اعمال ناما ساڄي هٿ ۾ ڏنا ويندا ۽ عرش جي ساڄي پاسي کان جنت ۾ داخل ٿيندا. ٢٢ جو انهن کي سندن اعمال ناما کاٻي هٿ ۾ ڏنا ويندا ۽ عرش جي کاٻي پاسي کان جهنم ۾ داخل ڪيا ويندا. ٢٣ جو ان ۾ ٻاهران هوا اچي سگهي نه اندران دونهون ٻاهر نڪري سگهي. . . . . . ١ سورة شمس مڪي آهي، هن ۾ هڪ رڪوع، پندرهن آيتون، چوونجاه ڪلما ۽ ٻه سؤ ستيتاليه حرف آهن. ٢ يعني سج جي لهڻ کان پوءِ اڀري. هي قمري مهيني جي پهرين پندرهن ڏينهن ۾ ٿئي ٿو. ٣ يعني سج کي خوب واضح ڪري؛ ڇو ته ڏينهن سج جي روشني جو نالو آهي، پوءِ جيترو ڏينهن روشن هوندو اوترو سج جو ظهور زياده ٿيندو ۽ ڇو ته اثر جي قوت ۽ ان جو ڪمال مؤثر جي قوت ۽ ڪمال تي دلالت ڪري ٿو. يا هي معنىٰ آهي ته جڏهن ڏينهن دنيا يا زمين کي روشن ڪري يا رات جي اونداهي کي ختم ڪري. ٤ يعني سج کي ۽ آسمان جا ڪنارا اونداهي ۽ تاريڪي سان پرجي وڃن يا هي معنىٰ ته جڏهن رات دنيا کي لڪائي. ٥ ۽ گهڻا عضوا عطا فرمايائين. ڳالهائڻ، ٻُڌڻ، ڏسڻ، خيال، علم، سمجهه سڀ ڪجهه عطا فرمايائين. ٦ خير و شر ۽ طاعت و معصيت سان ان کي باخبر ڪري ڇڏيائين ۽ چڱو ۽ برو ٻڌائي ڇڏيائين. ٧ يعني نفس کي. ٩ پنهنجي رسول حضرت صالح عليه السلام کي. ١٠ قدار بن سالف، انهن سڀني جي مرضي سان ڏاچي جي ڪُرڙين ڪپڻ جي لاءِ. ١١ حضرت صالح عليه السلام.

ع ١ ٢٠ ١٥

+ (ڪر) ڪارين ڪان.

نَاقَةَ اللّٰهِ وَسُقْيٰهَا ﴿١٣﴾ فَكَذَّبُوْهُ فَعَقَرُوْهَا ۥ فَدَمْدَمَ عَلَيْهِمْ

الله جي ڏاچي ۽ ان جي پيئڻ جي واري کان بچو ۽ ١٢. پوءِ انهن ان کي ڪوڙو سمجهيو پوءِ ڏاچي جون کونچون ڪپيائون، پوءِ انهن تي سندن رب سندن ڏوهن جي ڪري

رَبُّهُمْ بِذَنْۢبِهِمْ فَسَوّٰىهَا ﴿١٤﴾ وَلَا يَخَافُ عُقْبٰهَا ﴿١٥﴾

جي سبب تباهي وجهي ۽ اهو گهوٽ برابر ڪري ڇڏيو ۽ ١٤. ۽ ان جي پيڇي ڪرڻ جو ان کي ڪو ڊپ ڪونه آهي ١٦.

سُوْرَةُ الَّيْلِ مَكِّيَّةٌ ٩٢ — ٩ | بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ | اٰيَاتُهَا ٢١ — رُكُوْعُهَا ١

سورة ليل مڪي آهي ۽ الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان شروع ۱. هن ۾ ايڪيهه آيتون آهن

وَالَّيْلِ اِذَا يَغْشٰى ﴿١﴾ وَالنَّهَارِ اِذَا تَجَلّٰى ﴿٢﴾ وَمَا خَلَقَ الذَّكَرَ

۽ رات جو قسم جڏهن ڇانئجي وڃي ٢. ۽ ڏينهن جو جڏهن چمڪي ٣. ۽ ان ذات جو جنهن نر ۽ مادي کي

وَالْاُنْثٰٓى ﴿٣﴾ اِنَّ سَعْيَكُمْ لَشَتّٰى ﴿٤﴾ فَاَمَّا مَنْ اَعْطٰى وَاتَّقٰى ﴿٥﴾

خلقيو ٤. بيشڪ توهان جي ڪوشش مختلف آهي ٥. پوءِ اهو جنهن ڏنو ٧ ۽ پرهيزگاري اختيار ڪيائين ٨.

وَصَدَّقَ بِالْحُسْنٰى ﴿٦﴾ فَسَنُيَسِّرُهٗ لِلْيُسْرٰى ﴿٧﴾ وَاَمَّا مَنْۢ بَخِلَ

۽ سڀ کان چڱي کي سچ ميڄيائين ٩. پوءِ اسان تمام جلدي ان کي آساني تيار ڪري ڏينداسي ١٠. ۽ اهو جنهن بخيلي ڪئي ١١ ۽

وَاسْتَغْنٰى ﴿٨﴾ وَكَذَّبَ بِالْحُسْنٰى ﴿٩﴾ فَسَنُيَسِّرُهٗ لِلْعُسْرٰى ﴿١٠﴾

بي پرواهه ٿيو ١٢ ۽ سڀ کان چڱي کي ڪوڙو سمجهيائين ١٣. پوءِ اسان تمام جلد ان کي ڏکيائي تيار ڪري ڏينداسي ١٤.

وَمَا يُغْنِيْ عَنْهُ مَالُهٗٓ اِذَا تَرَدّٰى ﴿١١﴾ اِنَّ عَلَيْنَا لَلْهُدٰى ﴿١٢﴾

۽ ان جو مال ان کي ڪم نه ايندو جڏهن هلاڪت ۾ پوندو ١٥. بيشڪ هدايت فرمائڻ ١٦ اسان جي ذمي آهي.

وَاِنَّ لَنَا لَلْاٰخِرَةَ وَالْاُوْلٰى ﴿١٣﴾ فَاَنْذَرْتُكُمْ نَارًا تَلَظّٰى ﴿١٤﴾

۽ بيشڪ آخرت ۽ دنيا ٻنهي جا اسان ئي مالڪ آهيون. پوءِ مان توهان کي ڊيڄاريان ٿو ان باهه کان جيڪا ڀڙڪي رهي آهي.

لَا يَصْلٰىهَآ اِلَّا الْاَشْقَى ﴿١٥﴾ الَّذِيْ كَذَّبَ وَتَوَلّٰى ﴿١٦﴾ وَسَيُجَنَّبُهَا

ان ۾ نه ويندو ١٧ مگر وڏو بدبخت. جنهن ڪوڙو ڄاتو ۽ منهن ڦيريو ١٨. ۽ ان کان گهڻو پري رکيو ويندو جيڪو سڀ کان

الْاَتْقَى ﴿١٧﴾ الَّذِيْ يُؤْتِيْ مَالَهٗ يَتَزَكّٰى ﴿١٨﴾ وَمَا لِاَحَدٍ عِنْدَهٗ مِنْ

وڏو پرهيزگار آهي. جيڪو پنهنجو مال ڏئي ٿو ته پاڪ صاف ٿئي ٢٠ ۽ ڪنهن جو به ان تي ڪو احسان ناهي جنهن جو

نِّعْمَةٍ تُجْزٰٓى ﴿١٩﴾ اِلَّا ابْتِغَآءَ وَجْهِ رَبِّهِ الْاَعْلٰى ﴿٢٠﴾

بدلو ڏنو وڃي ٢١ فقط پنهنجي رب جي رضا گهرندي جيڪو سڀ کان بلند آهي



ف ١٢ جي پويان ٿيا. ف ١٣ يعني جيڪر ڏينهن ان جي پيئڻ جو مقرر آهي ان ڏينهن پاڻي جي ويجهو نه وڃو ته جيئن توهان تي عذاب نه اچي. ف ١٤ يعني حضرت صالح عليه السلام جي تڪذيب ۽ ڏاچي جي ڪونچن ڪپڻ جي سبب. ف ١٥ ۽ سڀني کي هلاڪ ڪري ڇڏيائين. انهن مان ڪو به نه بچيو. ف ١٦ جيئن بادشاهن کي هوندو آهي ڇو ته اهو مالڪ الملڪ آهي، جيڪو چاهي ڪري، ڪنهن کي دم هڻڻ جي مجال نه آهي. ڪن مفسرن ان جي معنيٰ هي بيان ڪئي آهي ته حضرت صالح عليه السلام کي انهن مان ڪنهن جو خوف نه آهي جو عذاب جي نزول کان پوءِ انهن کي ايذاءِ پهچائي سگهن.

ف ١ سورة الليل مڪي آهي، هن ۾ هڪ رڪوع، ايڪيهه آيتون، ايڪهتر ڪلمات ۽ ٽي سؤ ڏهه حرف آهن. ف ٢ جهان تي پنهنجي تاريڪي سان جو اهو خلق جي سڪون جو وقت آهي. هر جاندار پنهنجي ٺڪاڻي تي اچي ٿو ۽ حرڪت ۽ اضطراب کان ساڪن ٿئي ٿو ۽ الله تعاليٰ جا مقبول ٻانها سچي نياز سان مناجات ۾ مشغول ٿين ٿا. ف ٣ ۽ رات جي اونداهي کي ختم ڪري ۽ جو اهو سمهيلن جي سجاڳ ٿيڻ جو وقت آهي ۽ جاندارن جي حرڪت ڪرڻ جو ۽ روزگار جي ڪولا ۾ مشغول ٿيڻ جو وقت آهي. ف ٤ قادر عظيم القدرت. ف ٥ هڪ ٻئي کان ٻاهرا مان. ف ٦ يعني توهان جا اعمال جدا جدا آهن، ڪو طاعت ادا ڪري جنت جي لاءِ عمل ڪري ٿو، ڪو نافرماني ڪري جهنم جي لاءِ. ف ٧ پنهنجو مال خدا جي واٽ ۾ ۽ الله تعاليٰ جي حق کي ادا ڪيو. ف ٨ ممنوعات ۽ محرمات کان بچو. ف ٩ يعني ملتِ اسلام کي. ف ١٠ جنت جي لاءِ ۽ ان کي اهڙي خصلت جي توفيق ڏينداسون، جو ان جي لاءِ آساني ۽ راحت جو سبب ٿئي ۽ اهڙا عمل ڪري، جن سان سندس رب راضي ٿئي. ف ١١ ۽ چڱن ڪمن ۾ مال خرچ نه ڪيو ۽ الله تعاليٰ جي حقن کي ادا نه ڪيو. ف ١٢ ثواب ۽ آخرت جي نعمت کان. ف ١٣ يعني ملتِ اسلام کي. ف ١٤ يعني اهڙي خصلت، جيڪا ان جي لاءِ دشواري ۽ شدت جو سبب ٿئي ۽ ان کي جهنم ۾ پهچائي.

شانِ نزول: هي آيتون حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه ۽ اميه بن خلف جي حق ۾ نازل ٿيون، جن ۾ هڪ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه پرهيزگار آهي ۽ ٻيو اميه بن خلف بدبخت، اميه بن خلف، حضرت بلال کي جيڪو سندس ملڪيت ۾ هو، دين کان منحرف ڪرڻ جي لاءِ مختلف نمونن جون تڪليفون ڏيندو هو ۽ انتهائي ظلم ۽ سختيون ڪندو هو، هڪ ڏينهن حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه ڏٺو ته اميه، حضرت بلال کي گرم زمين تي سمهاري ڪري تپيل پٿر سندس سيني تي رکيا آهن ۽ ان حال ۾ به ايمان جو ڪلمو سندس زبان تي جاري آهي. پاڻ اميه کي فرمايائين اي بدنصيب! هڪ خدا پرست تي هي سختيون! ؟ ان چيو ته توهان کي ان جي تڪليف ناپسند هجي ته ان کي ڪڻي خريد ڪريو. پاڻ ان کي گهري قيمت تي خريد ڪري آزاد ڪري ڇڏيو. ان تي هي سورت نازل ٿي ۽ هن ۾ بيان فرمايو ويو ته توهان جون ڪوششون مختلف آهن يعني حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جي ڪوشش ۽ اميه جي. حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه رضاءِ الاهي جو طالب آهي ۽ اميه حق جي دشمني ۾ اندو. ف ١٥ مري ڪري قبر ۾ ويندو يا جهنم جي گهرائي ۾ پهچندو. ف ١٦ يعني حق ۽ باطل جي رستن کي واضح ڪري ڇڏڻ ۽ حق تي دليل قائم ڪرڻ ۽ احڪام بيان فرمائڻ. ف ١٧ لازم ۽ هميشگي جي طريقي سان. ف ١٨ محبوب رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن کي. ف ١٩ ايمان کان. ف ٢٠ الله تعاليٰ وٽ يعني ان جو خرچ ڪرڻ ريا ۽ نمائش کان پاڪ آهي. ف ٢١ شانِ نزول: جڏهن حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه حضرت بلال کي تمام گهري قيمت تي خريد ڪري آزاد ڪيو ته ڪافرن کي حيرت ٿي ۽ انهن چيو ته حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه ايئن ڇو ڪيو؟ شايد بلال جو مٿن احسان هوندو، جو ان ايتري گهري قيمت ڏيئي ڪري کيس خريد ڪيو ۽ آزاد ڪيو. ان تي هي آيت نازل ٿي ۽ ظاهر فرمايو ويو ته حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جو اهو فعل فقط الله تعاليٰ جي رضا جي لاءِ آهي، ڪنهن جي احسان جو بدلو نه آهي ۽ نه ان تي حضرت بلال وغيره جو ڪو احسان آهي. حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه گهڻن ماڻهن کي سندن اسلام جي سبب خريد ڪري آزاد ڪيو.

وَلَسَوْفَ يَرْضٰى ﴿۲۱﴾

۽ بيشڪ قريب آهي جو اهو راضي ٿيندو ف۲۲

سُوْرَةُ الضُّحٰى ۹۳ مَكِّيَّةٌ ۱۱ | بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ | اٰيَاتُهَا ۱۱ رُكُوْعُهَا ۱

سورة ضحىٰ مڪي آهي: الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف۱ هن ۾ يارهن آيتون آهن

وَالضُّحٰى ﴿۱﴾ وَالَّيْلِ اِذَا سَجٰى ﴿۲﴾ مَا وَدَّعَكَ رَبُّكَ وَمَا قَلٰى ﴿۳﴾

ڪچڙي منجهند جو قسم ف۲ ۽ رات جو جڏهن پردو وجهي ف۳ جو توکي تنهنجي رب نه ڇڏيو ۽ نه ئي توکي ناپسند ڄاتائين ۽ بيشڪ هر

وَلَلْاٰخِرَةُ خَيْرٌ لَّكَ مِنَ الْاُوْلٰى ﴿۴﴾ وَلَسَوْفَ يُعْطِيْكَ رَبُّكَ

پوئين (گهڙي) تنهنجي واسطي اڳين کان بهتر آهي ف۴ ۽ بيشڪ قريب آهي جو تنهنجو رب توکي ف۵ ايترو ڏيندو جو تون راضي ٿي ويندين ف۶

فَتَرْضٰى ﴿۵﴾ اَلَمْ يَجِدْكَ يَتِيْمًا فَاٰوٰى ﴿۶﴾ وَوَجَدَكَ ضَآلًّا فَهَدٰى ﴿۷﴾

ڇا ان توکي يتيم نه لڌو پوءِ جڳهه ڏنائين ف۷ ۽ توکي پنهنجي محبت ۾ بي اختيار لڌائين، پوءِ پنهنجي طرف واٽ ڏنائين ف۸

وَوَجَدَكَ عَآئِلًا فَاَغْنٰى ﴿۸﴾ فَاَمَّا الْيَتِيْمَ فَلَا تَقْهَرْ ﴿۹﴾ وَاَمَّا السَّآئِلَ

۽ توکي ضرورتمند ڏٺائين، پوءِ غني ڪري ڇڏيائين ف۹ پوءِ يتيم تي دٻاءُ نه وجهه ف۱۰

فَلَا تَنْهَرْ ﴿۱۰﴾ وَاَمَّا بِنِعْمَةِ رَبِّكَ فَحَدِّثْ ﴿۱۱﴾

۽ سوالي کي نه جهڻڪ ف۱۱ ۽ پنهنجي رب جي نعمت جو خوب چرچو ڪر ف۱۲

سُوْرَةُ اَلَمْ نَشْرَحْ ۹۴ مَكِّيَّةٌ ۱۲ | بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ | اٰيَاتُهَا ۸ رُكُوْعُهَا ۱

سورة انشراح مڪي آهي: الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف۱ هن ۾ اٺ آيتون آهن

اَلَمْ نَشْرَحْ لَكَ صَدْرَكَ ﴿۱﴾ وَوَضَعْنَا عَنْكَ وِزْرَكَ ﴿۲﴾ الَّذِيْٓ

ڇا اسان تنهنجو سينو ڪشادو نه ڪيو ف۲ ۽ توکان تنهنجو اهو بار لاهي ورتو جنهن تنهنجي پٺي

اَنْقَضَ ظَهْرَكَ ﴿۳﴾ وَرَفَعْنَا لَكَ ذِكْرَكَ ﴿۴﴾ فَاِنَّ مَعَ الْعُسْرِ

ڀڃي ڇڏي هئي ف۳ ۽ اسان تنهنجي واسطي تنهنجي ذڪر کي بلند ڪري ڇڏيو ف۴ پوءِ بيشڪ ڏک سان گڏ

يُسْرًا ﴿۵﴾ اِنَّ مَعَ الْعُسْرِ يُسْرًا ﴿۶﴾ فَاِذَا فَرَغْتَ فَانْصَبْ ﴿۷﴾ وَ

سک آهي. بيشڪ ڏک پٺيان سک آهي ف۵ پوءِ جڏهن تون نماز کان فارغ ٿئين ته دعا ۾ ف۶ محنت ڪر ۽

اِلٰى رَبِّكَ فَارْغَبْ ﴿۸﴾

پنهنجي رب جي طرف ئي رغبت ڪر ف۷

منزل ۷

ف۲۲ ان نعمت ۽ ڪرم سان، جيڪي الله تعاليٰ ان کي جنت ۾ عطا فرمائيندو. ❊ ❊ ❊

ع ۲۱/۱۷ ف۱ سورة الضحىٰ مڪي آهي. هن ۾ هڪ رڪوع، يارهن آيتون، چاليهه ڪلما ۽ هڪ سئو ٻاهتر حرف آهن. شان نزول:- هڪ دفعي ائين اتفاق ٿيو جو چند ڏينهن وحي نه آيو ته ڪافرن طعني جي طريقي سان چيو محمد (صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن) کي سندن رب ڇڏي ڏنو ۽ مڪروه ڄاتو، ان تي سورة الضحىٰ نازل ٿي. ف۲ جنهن وقت سج بلند ٿئي ۽ چوڻ هي وقت اهو آهي جنهن ۾ الله تعاليٰ حضرت موسىٰ عليه السلام کي پنهنجي ڪلام سان مشرف ڪيو ۽ انهي وقت جادوگر سجدي ۾ ڪريا. مسئلو:- نماز چاشت سنت آهي ۽ ان جو وقت سج بلند ٿيڻ کان زوال جي اڳ تائين آهي. امام صاحب وٽ نماز چاشت ٻه رڪعتون آهي يا چار هڪ سلام سان. ڪن مفسرن فرمايو ته ضحيٰ مان ڏينهن مراد آهي. ف۳ ۽ ان جي اونداهي عام ٿي وڃي. امام جعفر صادق رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته چاشت مان مراد اها چاشت آهي، جنهن ۾ الله تعاليٰ، حضرت موسىٰ عليه السلام کي ڪلام فرمايو. ڪن مفسرن فرمايو ته چاشت اشارو آهي نور جمالِ محبوب مصطفيٰ صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي طرف ۽ رات ڪنايه آهي سندن زلف مبارڪن کان. (روح البيان). ف۴ يعني آخرت دنيا کان بهتر، چوته اتي توهان جي لاءِ مقام محمود، حوض ڪوثر، خير ڪثير ۽ سڀني نبين ۽ رسولن تي تقديم ۽ سندن امت جو سڀني

ع ۱۱/۱۸ امتن تي گواهه ٿيڻ ۽ سندن شفاعت سان مومنن جا مرتبا ۽ درجا بلند ٿيڻ ۽ بي انتها عزتون ۽ ڪرامتون آهن، جيڪي بيان ۾ نه ٿيون اچن ۽ مفسرن هن جي هيءُ معنيٰ به بيان فرمائي آهي ته ايندڙ وارا احوال توهان جي لاءِ گذريل کان بهتر ۽ برتر آهن جڻ ته الله تعاليٰ جو وعدو آهي ته اهي روز بروز توهان جا درجا بلند ڪندو ۽ عزت تي عزت ۽ منصب تي منصب زياده فرمائيندو ۽ هر گهڙي توهان جا مرتبا ترقين ۾ رهندا. ف۵ دنيا ۽ آخرت ۾. ف۶ الله تعاليٰ جو پنهنجي حبيب صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن سان هي واعدو انهن نعمتن کي به شامل آهي، جيڪي کين دنيا ۾ عطا فرمايون، ڪمالِ نفس، اولين ۽ آخرين جا علوم، امر جو ظهور، دين جي سربلندي ۽ اهي فتحون جيڪي پاڻ سڳورن جي عهد مبارڪ ۾ ٿيون ۽ قيامت تائين مسلمانن کي فتحون ٿينديون رهنديون، دعوت جو عام ٿيڻ، اسلام جو مشرق ۽ مغرب ۾ پکڙجي وڃڻ، سندن امت جو بهترين امت هجڻ ۽ پاڻ سڳورن جون اهي ڪرامتون ۽ ڪمالات، جن جو الله تعاليٰ ئي ڄاڻندڙ آهي ۽ آخرت جي عزت وتوقير کي به شامل آهي ته الله تعاليٰ پاڻ سڳورن کي عام ۽ خاص شفاعت

ع ۸/۱۹ ۽ مقام محمود وغيره جليل نعمتون عطا فرمايون. مسلم شريف جي حديث ۾ آهي ته محبوب نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن ٻئي هٿ مبارڪ کڻي امت جي حق ۾ روئي ڪري دعا فرمائي ۽ عرض ڪيو اَللّٰهُمَّ اُمَّتِيْ اُمَّتِيْ. الله تعاليٰ جبرئيل کي حڪم ڏنو ته محمد مصطفيٰ صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي خدمت ۾ وڃي ڪري معلوم ڪر ته روئڻ جو ڪهڙو سبب آهي هن جي باوجود جو الله تعاليٰ ڄاڻندڙ آهي. جبرئيل حڪم مطابق حاضر ٿي ڪري معلوم ڪيو محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن ڪيس پورو حال ٻڌايو ۽ امت جي غم جو اظهار فرمايو. جبرئيل بارگاهه الاهي ۾ عرض ڪيو ته توهان جو حبيب هي فرمائن ٿا هن جي باوجود جو اهو خوب ڄاڻندڙ آهي، الله تعاليٰ، جبرئيل کي حڪم ڏنو ته وڃ ۽ منهنجي حبيب صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن کي چئو ته اسان توهان کي توهان جي امت جي باري ۾ عنقريب راضي ڪنداسون ۽ توهان کي ڏکي دل ٿيڻ نه ڏينداسون. حديث شريف ۾ آهي ته جڏهن هي آيت نازل ٿي، محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو ته جيستائين منهنجو هڪ امتي به دوزخ ۾ رهي، مان راضي نه ٿيندس. آيت ڪريمه صاف دلالت ڪري ٿي ته الله تعاليٰ اهو ئي ڪندو جنهن ۾ محبوب رسول راضي ٿئي ۽ شفاعت جي حديثن مان ثابت آهي ته محبوب رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي رضا انهي ۾ آهي ته سڀ امت جا گنهگار بخشيا وڃن ته پوءِ آيت ۽ حديثن مان قطعي طور تي هي نتيجو نڪري ٿو ته حضور جن جي شفاعت مقبول ۽ مرضي مبارڪ جي مطابق امت جا گنهگار بخشيا ويندا. سبحان الله! ڪهڙو وڏو رتبو آهي جنهن پروردگار کي راضي ڪرڻ جي لاءِ سمورا مقرب ٻانها تڪليفون سهن ٿا ۽ محنتون برداشت ڪن ٿا اهڙن حبيب اڪرم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن کي راضي ڪرڻ جي لاءِ عطا عام ڪري ٿو. هن کان پوءِ الله تعاليٰ انهن نعمتن جو ذڪر فرمايو جيڪي پاڻ سڳورن جي حال جي شروعات مان ئي فرمايون. ف۷ محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن اڃان والده ماجده جي بطن مبارڪ ۾ هئا، حمل ٻن مهينن جو هو ته سندن والد صاحب مدينه منوره ۾ وفات ڪئي ۽ نه ڪجهه مال ڇڏيائين ۽ نه ڪا جاگير ڇڏيائين. سندن خدمت جي سنڀال سندن ڏاڏي عبدالمطلب ڪئي، جڏهن پاڻ سڳورن جي عمر چار يا ڇهه سال ٿي ته والده صاحبه به وفات ڪري ويئي. جڏهن عمر شريف اٺ سال ٿي ته سندن ڏاڏو عبدالمطلب به وفات ڪري ويو. عبدالمطلب پنهنجي وفات کان اڳ پنهنجي فرزند ابوطالب کي، جيڪو پاڻ سڳورن جو حقيقي چاچو هو، پاڻ سڳورن جي خدمت ۽ نگراني جي وصيت ڪئي. ابوطالب پاڻ سڳورن جي خدمت ۾ سرگرم رهيو ايستائين جو الله تعاليٰ پاڻ سڳورن کي نبوت سان سرفراز فرمايو. هن آيت جي تفسير ۾ مفسرن هڪ معنيٰ هي به بيان ڪئي آهي ته يتيم جي معنيٰ اڪيلو ۽ بينظير آهي جيئن بيمثال موتي لاءِ دريتيم چيو ويندو آهي هن تقدير تي آيت جي معنيٰ هي آهي ته الله تعاليٰ توهان کي عزت وشرف ۾ يڪتا ۽ بينظير لڌو ۽ توهان کي قرب جي مقام ۾ جڳهه ڏني ۽ پنهنجي حفاظت ۾ توهان جي دشمنن جي اندر توهان جي پرورش فرمائي ۽ توهان کي نبوت انتخاب ۽ رسالت سان مشرف ڪيائين (خازن جمل، روح البيان). ف۸ ۽ غيب جا راز توهان تي کولي ڇڏيائين ۽ مَا كَانَ وَمَا يَكُوْنُ جا علوم عطا ڪيائين. پنهنجي ذات ۽ صفات جي معرفت ۾ سڀني کان بلند مرتبو

سُورَةُ التِّين ٩٥ مَكِّيَّةٌ ٢٨ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ — اٰيَاتُهَا ٨ رُكُوْعُهَا ١

سورة تين مڪي آهي: الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ۽ هن ۾ اٺ آيتون آهن

وَالتِّيْنِ وَالزَّيْتُوْنِ ﴿۱﴾ وَطُوْرِ سِيْنِيْنَ ﴿۲﴾ وَهٰذَا الْبَلَدِ الْاَمِيْنِ ﴿۳﴾

انجير جو قسم ۽ زيتون وا. ۽ طور سينا و٣ . ۽ هن امن واري شهر جو قسم وٴ.

لَقَدْ خَلَقْنَا الْاِنْسَانَ فِيْٓ اَحْسَنِ تَقْوِيْمٍ ﴿۴﴾ ثُمَّ رَدَدْنٰهُ اَسْفَلَ

بيشڪ اسان انسان کي چڱي صورت ۾ پيدا ڪيو. پوءِ ان کي هيٺين کان هيٺين حالت جي طرف

سٰفِلِيْنَ ﴿۵﴾ اِلَّا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ فَلَهُمْ اَجْرٌ

موٽايوسون وڦ مگر جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون. پوءِ انهن جي واسطي بيحد ثواب

غَيْرُ مَمْنُوْنٍ ﴿۶﴾ فَمَا يُكَذِّبُكَ بَعْدُ بِالدِّيْنِ ﴿۷﴾ اَلَيْسَ اللّٰهُ

آهي و٦ . پوءِ هاڻي ڪهڙي شيءِ توکي انصاف جي ڪوڙي چوڻ تي تيار ڪري ٿي و٧ ڇا

بِاَحْكَمِ الْحٰكِمِيْنَ ﴿۸﴾

الله سڀني حاڪمن کان وڌيڪ حاڪم نه آهي.

سُورَةُ الْعَلَق ٩٦ مَكِّيَّةٌ ١ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ — اٰيَاتُهَا ١٩ رُكُوْعُهَا ١

سورة علق مڪي آهي: الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ۽ هن ۾ اڻويهه آيتون آهن

اِقْرَاْ بِاسْمِ رَبِّكَ الَّذِيْ خَلَقَ ﴿۱﴾ خَلَقَ الْاِنْسَانَ مِنْ عَلَقٍ ﴿۲﴾

پڙهه پنهنجي رب جي نالي سان و٢ جنهن پيدا ڪيو و٣ انسان کي رت جي دڳ مان بڻايو.

اِقْرَاْ وَرَبُّكَ الْاَكْرَمُ ﴿۳﴾ الَّذِيْ عَلَّمَ بِالْقَلَمِ ﴿۴﴾ عَلَّمَ الْاِنْسَانَ

پڙهه و٤ ۽ تنهنجو رب ئي سڀ کان وڌو ڪريم آهي جنهن قلم سان لکڻ سيکاريو و٥ انسان کي سيکاريائين جيڪو

مَا لَمْ يَعْلَمْ ﴿۵﴾ كَلَّآ اِنَّ الْاِنْسَانَ لَيَطْغٰٓى ﴿۶﴾ اَنْ رَّاٰهُ اسْتَغْنٰى ﴿۷﴾

نه ڄاڻندو هو. و٦ هائو هائو بيشڪ انسان سرڪشي ڪري ٿو. هن تي جو پنهنجي پاڻ کي غني سمجهي ورتائين و٧

اِنَّ اِلٰى رَبِّكَ الرُّجْعٰى ﴿۸﴾ اَرَءَيْتَ الَّذِيْ يَنْهٰى ﴿۹﴾ عَبْدًا اِذَا

بيشڪ تنهنجي رب جي طرف ئي موٽڻ آهي و٨ ڀلا ڏس ته جيڪو منع ڪري ٿو. ٻانهي کي جڏهن

صَلّٰى ﴿۱۰﴾ اَرَءَيْتَ اِنْ كَانَ عَلَى الْهُدٰٓى ﴿۱۱﴾ اَوْ اَمَرَ بِالتَّقْوٰى ﴿۱۲﴾

اهو نماز پڙهي و٩ ڀلا ڏس ته جيڪڏهن اهو هدايت تي هجي ها. يا پرهيزگاري جو حڪم ڪري ها ته ڪهڙو نه چڱو هجي ها.

...يت ڪيائين. مفسرن هن آيت جي هڪ معنيٰ هيءَ به بيان ڪئي آهي ته الله تعاليٰ توهان کي اهڙو ...ارفته (محبت ۾ بي اختيار) لڌو جو توهان پنهنجي نفس ۽ پنهنجي مرتبن جي بي خبر رکندا هئا پوءِ ...هان کي پنهنجي ذات، صفات، مرتبن ۽ درجن جي معرفت عطا فرمايائين. مسئلو: ٻني سڳورا سڀ معصوم آهن ٿا نبوت کان اڳ به نبوت کان پوءِ به ۽ الله تعاليٰ جي توحيد ۽ ان جي صفات جا هميشه کان عارف ٿين ٿا. و٩ قناعت جي دولت عطا فرمائي ڪري. بخاري ۽ مسلم جي حديث ۾ آهي ته شاهوڪاري مال جي ڪثرت سان حاصل نه ٿي ٿئي ۾ حقيقي شاهوڪاري نفس جو بي نياز ٿيڻ آهي. و١٠ جيئن جاهلن جو طريقو هو ته يتيمن کي دٻائيندا ۽ انهن تي زيادتي ڪندا هئا. حديث شريف ۾ آهي ته محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو مسلمانن جي گهرن ۾ اهو تمام سٺو گهر آهي جنهن ۾ يتيم سان سهڻو سلوڪ ڪيو ويندو هجي ۽ اهو تمام بُرو آهي جنهن ۾ يتيم سان بُرو برتاءُ ڪيو وڃي ٿو. و١١ يا ڪجهه ڏيو يا سهڻي اخلاق ۽ نرمي سان عذر ڪريو. هي به چيو ويو آهي ته سائل مان علم جو طالب مراد آهي ان جي عزت ڪرڻ گهرجي ۽ جيڪا ان جي حاجت هجي، ان جو پورو ڪرڻ ۽ ان سان ترش روئي ۽ بدخلقي نه ڪرڻ گهرجي. و١٢ نعمتن مان مراد اهي نعمتون آهن جيڪي الله تعاليٰ پنهنجي حبيب صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن کي عطا فرمايون ۽ اهي به جن جو محبوب سائين جن سان واعدو فرمايائين. نعمتن جي ذڪر جو هن ڪري حڪم فرمايائين ته نعمت جو بيان ڪرڻ شڪرگذاري آهي. ✽ ✽ ✽ و١ سورة انشراح مڪي آهي، هن ۾ هڪ رڪوع، اٺ آيتون، ستاويهه ڪلما ۽ هڪ سو ٻائيتاليهه حرف آهن. و٢ يعني اسان توهان جي سيني کي ڪشادو ۽ وسيع ڪيو هدايت، معرفت، موعظت، نبوت، علم ۽ حڪمت جي لاءِ ايستائين جو عالم غيب ۽ شهادت ان جي وسعت ۾ سمائجي ويا ۽ جسماني تعلق روحاني انوار جي لاءِ مانع نه ٿي سگهن ۽ علوم لدنيه، حڪم الاهيه، معارف ربانيه ۽ حقائق رحمانيه سيني پاڪ ۾ جلوه نما ٿيا ۽ ظاهري سيني جو چيرجڻ به بار بار ٿيو. عمر شريف جي ابتدا ۾ نزول وحي جي ابتدا جي وقت ۽ معراج جي رات، حديثن مبارڪن ۾ آيو آهي. ان جي شڪل هيءَ هئي ته جبرئيل امين، سيني پاڪ کي چيري ڪري دل مبارڪ ڪڍي ۽ سونهري ٿالهه ۾ آب زمزم سان غسل ڏنائين ۽ نور و حڪمت سان ڀري ان کي سندس جڳهه تي رکي ڇڏيائين. و٣ ان بار مان مراد يا اهو غم آهي جيڪو پاڻ سڳورن کي ڪافرن جي ايمان نه آڻڻ سان رهندو هو يا امت جي گناهن جو غم جنهن ۾ دل مبارڪ مشغول رهندي هئي. مراد هي آهي ته اسان توهان کي مقبول الشفاعت ڪري اهو غم جو بار دور ڪري ڇڏيو. و٤ حديث شريف ۾ آهي ته محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن حضرت جبرئيل امين کان هن آيت کي معلوم فرمايو ته ان چيو الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته توهان جي ذڪر جي بلندي هيءَ آهي ته جڏهن منهنجو ذڪر ڪيو وڃي ته مون سان گڏ توهان جو ذڪر به ڪيو وڃي. حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما فرمايو آهي ته ان مان مراد هيءَ آهي ته آذان ۾، تڪبير ۾، تشهد ۾، منبرن تي، خطبن ۾، پوءِ جيڪو الله تعاليٰ جي عبادت ڪري، هر ڳالهه ۾ ان جي تصديق ڪري ۽ محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي رسالت جي شاهدي نه ڏئي ته اهي سڀ بيڪار، اهو ڪافر ئي رهندو. قتاده چيو ته الله تعاليٰ پاڻ سڳورن جو ذڪر دنيا ۽ آخرت ۾ بلند ڪيو، هر خطيب هر تشهد پڙهڻ وارو اَشْهَدُ اَنْ لَّآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ سان گڏ اَشْهَدُ اَنَّ مُحَمَّدًا رَّسُوْلُ اللّٰهِ پڪاري ٿو. ڪن مفسرن فرمايو ته پاڻ سڳورن جي ذڪر جي بلندي هيءَ آهي ته الله تعاليٰ نبين سڳورن کان پاڻ سڳورن تي ايمان آڻڻ جو واعدو ورتو. و٥ يعني جيڪا شدت ۽ سختي توهان ڪافرن جي مقابلي ۾ برداشت فرمائي رهيا آهيو ان سان گڏ آساني آهي، جو اسان توهان کي انهن تي غلبو عطا فرمائينداسين. و٦ يعني آخرت جي. ڪ جو نماز کان پوءِ دعا قبول ٿيئي ٿي. هن دعا مان مراد نماز جي آخر جي اها دعا آهي جيڪا نماز جي اندر هجي يا اها دعا جيڪا سلام کان پوءِ هجي، ان ۾ اختلاف آهي. و٨ انهيءَ جي فضل جا طالب هرو ۽ انهيءَ تي توڪل ڪريو. ✽ ✽ ✽ و١ سورة التين مڪي آهي هن ۾ هڪ رڪوع، اٺ آيتون، چوٽيهه ڪلما ۽ هڪ سو ننجاهه حرف آهن. و٢ انجير نهايت عمدو ميوو آهي، جنهن ۾ ڪا بيڪار شيءِ نه آهي، جلدي هضم ٿيندڙ، گهڻي نفعي واري، نرم، حل ٿيندڙ، ريگ (ريح جي) دفع ڪندڙ، جگر جي سده (بندش) کوليندڙ، بدن کي ٿلهو ڪندڙ ۽ بلغم کي ختم ڪرڻ وارو آهي. زيتون هڪ مبارڪ وڻ آهي ان جو تيل روشني جي ڪم ۾ اچي ٿو ۽ پاچي جي بدران به کاڌو ويندو آهي. اهو وصف دنيا جي ڪنهن به تيل ۾ نه آهي. ان جو وڻ خشڪ جبلن ۾ پيدا ٿيئي ٿو، جن ۾ چڪنائي جو نالو ۽ نشان نه آهي، خدمت ۽ سنڀال کان سواءِ پرورش وٺي ٿو ۽ هزارين سال رهي ٿو. انهن شين ۾ قدرت الاهي جا آثار ظاهر آهن. و٣ هي اهو جبل آهي جنهن تي الله تعاليٰ حضرت موسيٰ عليه السلام کي ڪلام سان مشرف فرمايو ۽ سينا ان جڳهه جو نالو آهي جنهن ۾ اهو جبل واقع آهي يا خوش منظر جي معنيٰ ۾ آهي، جنهن ۾ گهڻائي سان ميويدار وڻ هجن. و٤ يعني مڪه مڪرمه جو. و٥ يعني پوڙهاپ جي طرف، جڏهن بدن ضعيف، عضوا بيڪار، عقل ناقص، پٺي ڏنگي ۽ وار سفيد ٿي وڃن ٿا. کل ۾ گهنڊيون پئجي وڃن ٿيون، پنهنجين ضرورتن پوري ڪرڻ ۾ مجبور ٿي وڃي ٿو يا هيءَ معنيٰ آهي ته جڏهن ان سهڻي شڪل ۽ صورت جي شڪرگذاري نه ڪئي ۽ نافرماني تي جميو رهيو ۽ ايمان نه آندائين ته پوءِ جهنم جي هيٺين ۾ هيٺين تري کي اسان ان جو رهائش گاهه ڪري ڇڏيو سون. و٦ جيتوڻيڪ پيري جي ڪمزوري ڪري اهي جواني وانگر گهڻيون طاعتون پوريون ڪري نه سگهن ۽ انهن جا عمل گهٽ ٿي وڃن پر ڪرم الاهي سان انهن کي اهوئي اجر ملندو جيڪو جواني جي زماني ۾ عمل ڪرڻ سان ملندو هو ۽ ايترائي عمل انهن جا لکيا ويندا. ڪ هن يقيني بيان ۽ سماعي دليل کان پوءِ اي ڪافر! و٨ ۽ تون الله تعاليٰ جي انهن قدرتن ڏسڻ جي باوجود جو بعث ۽ حساب وجزا جو انڪار ڪرين ٿو. ✽ ✽ ✽ و١ سورة اقراء يا سورة علق مڪي آهي، هن ۾ هڪ رڪوع، اڻويهه آيتون، ٻيانوي ڪلما ۽ ٽي سو اسي حرف آهن. گهڻن مفسرن وٽ

اَرَءَيْتَ اِنْ كَذَّبَ وَتَوَلّٰى ﴿١٣﴾ اَلَمْ يَعْلَمْ بِاَنَّ اللّٰهَ يَرٰى ﴿١٤﴾

ڀلا ڏس تہ جيڪڏهن انهي ڪُوڙ وچيو ۽ منهن ڦيرايائين. ‏ف١١ (تہ ڪهڙو حال هوندو) ڇا نہ ڄاتائين ف١٢ تہ الله ڏسي ٿو ف١٣ هي ٿو

كَلَّا لَئِنْ لَّمْ يَنْتَهِ ۙ۬ لَنَسْفَعًا بِالنَّاصِيَةِ ﴿١٥﴾ نَاصِيَةٍ كَاذِبَةٍ

هائو هائو جيڪڏهن نہ مڙيو ف١٤ تہ اسان ضرور (سندس) پيشاني جي وارن کان پڪڙي گهليند اسين ف١٥ ڪهڙي پيشاني

خَاطِئَةٍ ﴿١٦﴾ فَلْيَدْعُ نَادِيَهٗ ﴿١٧﴾ سَنَدْعُ الزَّبَانِيَةَ ﴿١٨﴾ كَلَّا

ڪوڙي خطاڪار. هاڻي سڏي پڪاري پنهنجي مجلس کي ف١٦ اجهو اسان سپاهين کي سڏيون ٿا ف١٧ هائو هائو

لَا تُطِعْهُ وَاسْجُدْ وَاقْتَرِبْ ﴿١٩﴾ ع السجدة

ان جي نہ ٻُڌ ۽ سجدو ڪر ف١٨ ۽ اسان کي ويجهو ٿي وڃ.

سُوْرَةُ الْقَدْرِ ٩٧ مَكِّيَّةٌ ٢٥ ‏ بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ‏ اٰيَاتُهَا ٥ ‏ رُكُوْعُهَا ١

سورة قدر مڪي آهي: الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١ هن ۾ پنج آيتون آهن

اِنَّآ اَنْزَلْنٰهُ فِيْ لَيْلَةِ الْقَدْرِ ﴿١﴾ وَمَآ اَدْرٰىكَ مَا لَيْلَةُ الْقَدْرِ ﴿٢﴾

بيشڪ اسان ان کي ف٢ شب قدر ۾ لاٿو ف٣ ۽ تو کي ڪهڙي خبر شب قدر ڇا آهي.

لَيْلَةُ الْقَدْرِ ۙ۬ خَيْرٌ مِّنْ اَلْفِ شَهْرٍ ﴿٣﴾ تَنَزَّلُ الْمَلٰٓئِكَةُ وَالرُّوْحُ

شب قدر هزار مهينن کان بهتر آهي ‏ ف٤ ان ۾ ملائڪ ۽ جبرئيل لهندا آهن

فِيْهَا بِاِذْنِ رَبِّهِمْ ۚ مِنْ كُلِّ اَمْرٍ ﴿٤﴾ سَلٰمٌ ۛ هِيَ حَتّٰى مَطْلَعِ الْفَجْرِ ﴿٥﴾ ع

ف٥ پنهنجي رب جي حڪم سان هر ڪم جي واسطي ف٦ اها سلامتي آهي صبح چمڪڻ تائين ف٧

سُوْرَةُ الْبَيِّنَةِ ٩٨ مَدَنِيَّةٌ ١٠٠ ‏ بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ‏ اٰيَاتُهَا ٨ ‏ رُكُوْعُهَا ١

سورة بينه مدني آهي: الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١ هن ۾ اٺ آيتون آهن

لَمْ يَكُنِ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْ اَهْلِ الْكِتٰبِ وَالْمُشْرِكِيْنَ

ڪتابي ڪافر ف٢ ۽ مُشرڪ ف٣ پنهنجو دين ڇڏڻ وارا نہ هئا

مُنْفَكِّيْنَ حَتّٰى تَاْتِيَهُمُ الْبَيِّنَةُ ﴿١﴾ رَسُوْلٌ مِّنَ اللّٰهِ يَتْلُوْا

ايستائين جو انهن وٽ روشن دليل نہ آيا. ف٤ اُهو ڪير؟ اُهو الله جو رسول ف٥ جيڪو پاڪ صحيفا

صُحُفًا مُّطَهَّرَةً ﴿٢﴾ فِيْهَا كُتُبٌ قَيِّمَةٌ ﴿٣﴾ وَمَا تَفَرَّقَ الَّذِيْنَ اُوْتُوا

پڙهي ٿو ف٦ انهن ۾ سڌيون ڳالهيون لکيل آهن ‏ ف٧ ۽ ڦوٽ نہ پئي ڪتاب وارن ۾



هي سورة سڀني کان اڳ نازل ٿي ۽ ان جون پهريون پنج آيتون مَالَمْ يَعْلَمْ تائين غار حرا ۾ نازل ٿيون، ملائڪ اچي ڪري حضور سيد عالم صلي الله تعالیٰ عليہ وآلہ وسلم جن کي عرض ڪيو اِقْرَءْ يعني پڙهو. پاڻ فرمايائون اسان پڙهيل نہ آهيون، ان سڀني سان لڳائي گهڻو زور سان دٻايو، ٻيو ڀيرو ڇڏي ڪري اِقْرَءْ چيائين، وري پاڻ سڳورن اهوئي جواب ڏنو، ٽيون ڀيرو ايئن ٿيو پوءِ ان سان گڏ وڳڏ پاڻ سڳورن مَالَمْ يَعْلَمْ تائين پڙهيون ف٢ يعني قرأت جي شروعات الله تعالیٰ جي نالي سان ڪجي، ان تقدير تي آيت مان ثابت ٿئي ٿو تہ قرأت جي ابتدا بِسْمِ اللهِ سان مستحب آهي. ف٣ سموري خلق کي. ف٤ ٻيهر پڙهڻ جو حڪم تاڪيد جي لاءِ آهي ۽ هي بہ چيو ويو آهي تہ ٻيهر قراءت جي حڪم مان مُراد هي آهي تہ تبليغ ۽ اُمت جي تعليم جي لاءِ پڙهو. ف٥ هن مان ڪتابت جي فضيلت معلوم ٿي ۽ حقيقت ۾ ڪتابت ۾ وڏا فائدا آهن. ڪتابت سان ئي علم ضبط ۾ اچن ٿا. اڳين ماڻهن جون خبرون ۽ انهن جا احوال ۽ ڪلام محفوظ رهن ٿا. ڪتابت نہ هجي ها تہ دين ۽ دنيا جا ڪم قائم نہ رهي سگهن ها. ف٦ ماڻهو مان مُراد هتي حضرت آدم عليه السلام آهي ۽ جيڪو ان کي سيکاريائين، ان مان آسمان جو علم مراد. هڪ قول هي آهي تہ انسان مان مُراد هتي محبوب سيد عالم صلي الله تعالیٰ عليہ وآلہ وسلم جن آهن، جو پاڻ سڳورن کي الله تعالیٰ سمورين شين جا علم عطا فرمايا. (معالم خازن). ف٧ يعني غفلت جو سبب دنيا جي محبت ۽ مال تي تڪبر آهي. هي آيتون ابو جهل جي حق ۾ نازل ٿيون، ان کي ڪجهہ مال هٿ اچي ويو هو تہ ان لباس، سواري ۽ کاڌي پيتي ۾ تڪلفات شروع ڪيا ۽ ان جو غرور ۽ تڪبر تمام وڌي ويو. ف٨ يعني انسان کي هي ڳالهہ پيش نظر رکڻ گهرجي ۽ سمجهڻ گهرجي تہ ان کي الله تعالیٰ جي طرف رجوع ٿيڻو آهي تہ پوءِ سرڪشي وطغيان ۽ غرور تڪبر جو انجام عذاب ٿيندو. ف٩ شانِ نزول :- هيءَ آيت ابوجهل جي حق ۾ نازل ٿي، ان نبي ڪريم محبوب عظيم صلي الله تعالیٰ عليہ وآلہ وسلم جن کي نماز پڙهڻ کان روڪيو هو ماڻهن کي چيو هو تہ جيڪڏهن مان کيس ايئن ڪندي ڏسندس تہ (معاذ الله) سخت تڪليف ڏيندس ۽ ڇهري کي مٽي ۾ ملائيندس. پوءِ اهو انهيءَ فاسد ارادي سان حضور محبوب جن جي نماز پڙهڻ جي وقت آيو ۽ محبوب سائين جن جي ويجهو پهچي ڪري پوئين پير هٽ اڳتي وڌائيندي پنتي پيو، جيئن ڪو ڪنهن مصيبت کي روڪڻ جي لاءِ هٿ اڳتي وڌائيند و آهي، منهن جو رنگ لهي ويس، عضوا ڏڪڻ لڳس. ماڻهن چيو تہ ڪهڙو حال آهي، چوڻ لڳو منهنجي ۽ محمد (صلي الله تعالیٰ عليہ وآلہ وسلم) جن جي وچ ۾ هڪ کڏ آهي، جنهن ۾ باهہ ٻريل آهي ۽ دهشتناڪ پکي پر پکيڙي رهيا آهن. محبوب سيد عالم صلي الله تعالیٰ عليہ وآلہ وسلم جن فرمايو جيڪڏهن اهو منهنجي ويجهو اچي ها تہ ملائڪ ان جو عضو عضو جدا ڪري ڇڏن ها...... ف١٠ محبوب نبي ڪريم صلي الله تعالیٰ عليہ وآلہ وسلم جن کي. ف١١ ايمان آڻڻ کان. ف١٢ ابوجهل. ف١٣ سندس فعل کي، پوءِ جزا ڏيندو. ف١٤ محبوب سيد عالم صلي الله تعالیٰ عليہ وآلہ وسلم جن جي ايذاءِ ۽ سندن تڪذيب کان. ف١٥ ۽ ان کي جهنم ۾ وجهندا سون. ف١٦ شانِ نزول :- جڏهن ابوجهل، محبوب نبي ڪريم صلي الله تعالیٰ عليہ وآلہ وسلم جن کي نماز کان روڪيو تہ حضور جن ان کي سختي سان جهڻڪيو. اُن تي اُن چيو تہ توهان مون کي جهڻڪيو ٿا، خدا جو قسم، مان توهان جي مقابلي ۾ نوجوان سوارن ۽ پيادلن سان هن جهنگل کي ڀري ڇڏيندس. توهان ڄاڻو ٿا تہ مڪه مڪرمه ۾ مون کان زياده وڏي جٿي ۽ مجلس وارو ڪوئي نہ آهي. ف١٧ يعني عذاب جي ملائڪن کي. حديث شريف ۾ آهي تہ جيڪڏهن اهو پنهنجي مجلس کي سڏي ها تہ ملائڪ ان کي اعلان سان گرفتار ڪن ها. ف١٨ يعني نماز پڙهندا رهو. ❊ ❊ ❊ ف١ سُورة القدر مدني ۽ ڪنهن قول مطابق مڪي آهي، هن ۾ هڪ رڪوع پنج آيتون، ٽيهہ ڪلما ۽ هڪ سو ٻارهن حرف آهن. ف٢ يعني قرآن مجيد کي لوحِ محفوظ کان دُنيا جي آسمان جي طرف ئي هڪ ڀيري. ف٣ شب قدر شرف ۽ برڪت واري رات آهي. هن کي شب قدر هن ڪري چوندا آهن تہ هن رات ۾ پوري سال جا احڪام نافذ ڪيا ويندا آهن ۽ ملائڪن کي پوري سال جي وظائف ۽ خدمات تي مقرر ڪيو ويندو آهي. هي بہ چيو ويو آهي تہ هن رات جي شرافت ۽ قدر جي ڪري هن کي شب قدر چوندا آهن ۽ هي بہ منقول آهي تہ جڏهن تہ هن رات ۾ اعمالِ صالحہ منقول ٿيندا آهن ۽ بارگاهِ الاهي ۾ انهن جو قدر ڪيو ويو تہ ان ڪري ان کي شب قدر چوندا آهن. حديثن ۾ ان رات جون گهڻيون فضيلتون وارد ٿيون آهن. بخاري ۽ مسلم جي حديث ۾ آهي تہ جنهن شخص ان رات ۾ ايمان ۽ اخلاص سان شب بيداري ڪري عبادت ڪئي. الله تعالیٰ ان جا پوري سال جا گناهہ بخشي ڇڏي ٿو. ماڻهو کي گهرجي تہ ان رات ۾ ڪثرت سان استغفار ڪري ۽ رات عبادت ۾ گذاري. پوري سال ۾ شب قدر هڪ ڀيرو اچي ٿي ۽ گهڻين روايتن سان ثابت آهي تہ اها رات رمضان المبارڪ جي آخري ڏهاڪي ۾ ٿئي ٿي ۽ اڪثر ڪري ان ڏهي جي اِڪي راتين مان ڪنهن رات ۾ ڪن عالمن وٽ رمضان المبارڪ جي ستاويهين رات شب قدر ٿئي ٿي، اهوئي امام اعظم رضي الله تعالیٰ عنه کان مروي آهي ۽ هن رات جا فضائل عظيمہ ايندڙ آيتن ۾ ارشاد فرمايا وڃن ٿا. ف٤ جيڪي شب قدر کان خالي هجن، هن هڪ رات ۾ نيڪ عمل ڪرڻ هزار راتين جي عمل کان بهتر آهي حديث شريف ۾ آهي تہ محبوب نبي ڪريم صلي الله تعالیٰ عليہ وآلہ وسلم جن گذريل امتن جي هڪ شخص جو ذڪر فرمايو جيڪو پوري رات عبادت ڪندو هو ۽ پورو ڏينهن جهاد ۾ مصروف رهندو هو. اهڙيءَ طرح اُن هزار مهينا گذاريا هئا. مسلمانن کي ان سان تعجب ٿيو پوءِ الله تعالیٰ کين شب قدر عطا فرمائي ۽ هيءَ آيت نازل

الْكِتٰبَ اِلَّا مِنْۢ بَعْدِ مَا جَآءَتْهُمُ الْبَيِّنَةُ ؕ ﴿٤﴾ وَمَآ اُمِرُوْٓا

مگر ان کان بعد جو اهي روشن دليل وٚ انهن وٽ تشريف وٺي آيا وٚ ۽ انهن ماڻهن کي ته اهوئي حڪم

اِلَّا لِيَعْبُدُوا اللّٰهَ مُخْلِصِيْنَ لَهُ الدِّيْنَ ۙ حُنَفَآءَ وَيُقِيْمُوا الصَّلٰوةَ

هو ته الله جي بندگي ڪن خاص انهيءَ تي عقيدو رکندي وٚ هڪڙي ئي طرف رهي ڪري ۽ نماز قائم ڪن

وَيُؤْتُوا الزَّكٰوةَ وَذٰلِكَ دِيْنُ الْقَيِّمَةِ ؕ ﴿٥﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْ

۽ زڪوات ڏين ۽ اهوئي سڌو دين آهي . بيشڪ جيڪي ڪافر آهن ڪتابي

اَهْلِ الْكِتٰبِ وَالْمُشْرِكِيْنَ فِيْ نَارِ جَهَنَّمَ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ؕ اُولٰٓئِكَ

۽ مُشرڪ سمورا جهنم جي باهه ۾ آهن هميشه ان ۾ رهندا، اهي ئي سموري

هُمْ شَرُّ الْبَرِيَّةِ ؕ ﴿٦﴾ اِنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ ۙ

مخلوق ۾ بد تر آهن . بيشڪ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا وٚن،

اُولٰٓئِكَ هُمْ خَيْرُ الْبَرِيَّةِ ؕ ﴿٧﴾ جَزَآؤُهُمْ عِنْدَ رَبِّهِمْ جَنّٰتُ

اهي ئي سموري مخلوق ۾ بهتر آهن . انهن جو انعام سندن رب وٽ ٽڪڻ

عَدْنٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَآ اَبَدًا ؕ رَضِيَ

جا باغ آهن جن جي هيٺان نهرون وهن ٿيون . جن ۾ هميشه هميشه رهندا، الله

اللّٰهُ عَنْهُمْ وَرَضُوْا عَنْهُ ؕ ذٰلِكَ لِمَنْ خَشِيَ رَبَّهٗ ﴿٨﴾

انهن کان راضي ٿيو وٚ ۽ اهي ان کان راضي ٿيا وٚ اهي ان جي واسطي آهي جيڪو پنهنجي رب کان ڊڄي وٚ

ع ١ ‏ ٨ ‏ ٢٣

سُوْرَةُ الزِّلْزَالِ ٩٩ مَدَنِيَّةٌ ٩٣ ‏ بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ‏ اٰيَاتُهَا ٨ رُكُوْعُهَا ١

سورة زلزال مدني آهي: الله نهايت مهربان باجهاري جي نالي سان (شروع) وٚ هن ۾ اٺ آيتون آهن

اِذَا زُلْزِلَتِ الْاَرْضُ زِلْزَالَهَا ۙ ﴿١﴾ وَاَخْرَجَتِ الْاَرْضُ اَثْقَالَهَا ۙ ﴿٢﴾

جڏهن زمين ڏڏائي وڃي وٚ جيئن ان جو ڏڏڻ مقرر ٿيل آهي وٚ ۽ زمين پنهنجا بار ٻاهر ڪڍي ڪري وٚ

وَقَالَ الْاِنْسَانُ مَا لَهَا ۚ ﴿٣﴾ يَوْمَئِذٍ تُحَدِّثُ اَخْبَارَهَا ۙ ﴿٤﴾ بِاَنَّ

۽ انسان چوي هن کي ڇا ٿيو آهي وٚ . ان ڏينهن اها پنهنجون خبرون ٻڌائيندي وٚ هن لاءِ ته

رَبَّكَ اَوْحٰى لَهَا ؕ ﴿٥﴾ يَوْمَئِذٍ يَّصْدُرُ النَّاسُ اَشْتَاتًا ۙ لِّيُرَوْا

تنهنجي رب ان کي حڪم موڪليو وٚ ان ڏينهن ماڻهو پنهنجي رب جي طرف موٽندا وٚ مختلف رستن تي وٚ جيئن سندن عمل

ڪئي ته شب قدر هزار مهينن کان بهتر آهي. (اخرجه ابن جرير عن طريق مجاهد). هي الله تعالىٰ جو پنهنجي حبيب صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن تي ڪرم آهي ته ڇاڪاڻ ته سڳورن جي امت شب قدر جي هڪ رات عبادت ڪن ته انهن جو ثواب اڳين امتن جي هزار مهينن جي عبادت کان زياده ٿئي. وٚ زمين جي طرف ۽ جيڪو به ٻيٺو يا ويٺو، ياد الاهي ۾ مشغول ٿئي ٿو، ان کي سلام ڪن ٿا ۽ ان جي حق ۾ دعا ۽ استغفار ڪن ٿا. وٚ جيڪي الله تعالىٰ ان سال جي لاءِ مقدر فرمايا. وٚ مصيبتن ۽ آفتن کان . . . . . وٚ سورة البينة جمهور وٽ مدني آهي ۽ حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما جي هڪ روايت هيءَ آهي ته مڪي آهي. هن سورة ۾ هڪ رڪوع، اٺ آيتون، چورانوي ڪلما ۽ ٽي سو نوانوي حرف آهن. وٚ يهودي ۽ نصراني. وٚ بت پرست. وٚ يعني محبوب سيد الانبياء محمد مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن جلوه افروز ٿين، جو ته حضور اقدس عليه الصلوٰة والتسليمات جي تشريف آوري کان اڳ، اهي سڀ اهو ئي چوندا هئا ته اسان پنهنجو دين ڇڏڻ وارا آهيون جيستائين اهو نبي موعود تشريف فرما نه ٿئي جنهن جو ذڪر توريت ۽ انجيل ۾ آهي. وٚ يعني محبوب سيد عالم محمد مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم. وٚ يعني قرآن مجيد. وٚ حق ۽ عدل جون.

وٚ يعني محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم. وٚ مراد هيءَ آهي ته اڳ ته سڀ ان تي متفق هئا ته جڏهن نبي موعود تشريف فرما ٿين ته اسان مٿن ايمان آڻينداسون، پر جڏهن اهو نبي مڪرم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن جلوه افروز ٿيا ته ڪن مٿن ايمان آندو ۽ ڪن حسدًا ۽ عنادًا ڪفر اختيار ڪيو. وٚ توريت ۽ انجيل ۾. وٚ اخلاص سان گڏ شرڪ ۽ نفاق کان پري رهي ڪري. وٚ يعني سمورن دينن کي ڇڏي ڪري خالص اسلام جا تابع ٿي ڪري. وٚ ۽ سندن اطاعت ۽ اخلاص کان. وٚ ۽ ان جي ڪرم ۽ عطا کان. وٚ ۽ ان جي نافرماني کان بچي . . .

وٚ سورة الزلزال يا سورة زلزله مڪي ۽ ڪنهن قول مطابق مدني آهي، هن ۾ هڪ رڪوع، اٺ آيتون، پنجٽيهه ڪلما ۽ هڪ سو ايڪٽاليهه حرف آهن. وٚ قيامت قائم ٿيڻ وقت يا قيامت جي ڏينهن. وٚ ۽ زمين تي ڪوبه ڪا عمارت، ڪو جبل باقي نه رهي، هر شيءِ ٽٽي پئي. وٚ يعني خزانا ۽ مئل، جيڪي ان ۾ آهن، اهي سڀ نڪري ڪري ٻاهر اچي پون. وٚ جو اهڙي مضطرب ٿي ۽ ايترو سخت زلزلو آيو ته جيڪو ڪجهه ان جي اندر هو، سڀ ٻاهر اڇلايو. وٚ ۽ جيڪا نيڪي يا بدي ان تي ڪئي وئي، سڀ بيان ڪندي. حديث شريف ۾ آهي ته هر مرد ۽ عورت، جيڪو ڪجهه ان کيو ان جي شاهدي ڏيندي، چوندي فلاڻي ڏينهن هي ڪيائين، فلاڻي ڏينهن هي. (ترمذي). وٚ ته پنهنجون خبرون بيان ڪري ۽ جيڪي عمل ان تي ڪيا ويا آهن، انهن جون خبرون ڏئي. وٚ حساب جي جاءِ کان. وٚ ڪو ساڄي طرف کان ٿي ڪري جنت جي طرف ويندو ۽ ڪو کاٻي پاسي کان دوزخ جي ... وٚ يعني پنهنجن عملن جي جزا.

اَعۡمَالَهُمۡ ۝٦ فَمَنۡ يَّعۡمَلۡ مِثۡقَالَ ذَرَّةٍ خَيۡرًا يَّرَهٗ ۝٧ وَمَنۡ

ڏيکاريا وڃن. پوءِ جيڪو ذري برابر چڱائي ڪري ان کي ڏسندو ۽ جيڪو

يَّعۡمَلۡ مِثۡقَالَ ذَرَّةٍ شَرًّا يَّرَهٗ ۝٨

ذري برابر بُرائي ڪري ان کي ڏسندو ف١١

ع ١ ٨ ٢٤

سُوۡرَةُ الۡعٰدِيٰتِ ١٠٠ مَكِّيَّةٌ ١٤ — بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ — اٰيَاتُهَا ١١ رُكُوۡعُهَا ١

سورة عاديات مڪي آهي: الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١ هن ۾ يارهن آيتون آهن

وَالۡعٰدِيٰتِ ضَبۡحًا ۝١ فَالۡمُوۡرِيٰتِ قَدۡحًا ۝٢ فَالۡمُغِيۡرٰتِ صُبۡحًا ۝٣

قسم انهن جو جيڪي ڊڪن ٿا سيني مان آواز ڪڍندي ف٢ پوءِ پٿرن مان باهه ڪڍن ٿا سُنبن هڻي ف٣ پوءِ صبح ٿيندي لٽ مار ڪن ٿا ف٤

فَاَثَرۡنَ بِهٖ نَقۡعًا ۝٤ فَوَسَطۡنَ بِهٖ جَمۡعًا ۝٥ اِنَّ الۡاِنۡسَانَ لِرَبِّهٖ

پوءِ ان وقت غبار اٿاريندا آهن. پوءِ دُشمن جي وچ لشڪر ۾ وڃن ٿا. بيشڪ انسان پنهنجي رب جو ڏاڍو ناشڪر آهي

لَكَنُوۡدٌ ۝٦ وَاِنَّهٗ عَلٰى ذٰلِكَ لَشَهِيۡدٌ ۝٧ وَاِنَّهٗ لِحُبِّ الۡخَيۡرِ لَشَدِيۡدٌ ۝٨

ف٥. ۽ بيشڪ اهو ان تي ف٦ پاڻ شاهد آهي. ۽ بيشڪ اهو مال جي محبت ۾ ضرور سخت (مضبوط) آهي ف٧.

اَفَلَا يَعۡلَمُ اِذَا بُعۡثِرَ مَا فِى الۡقُبُوۡرِ ۝٩ وَحُصِّلَ مَا فِى الصُّدُوۡرِ ۝١٠

پوءِ ڇا نه ٿو ڄاڻي جڏهن اٿاريا ويندا ف٨ جيڪي قبرن ۾ آهن. ۽ کولي ويندي ف٩ جيڪا سينن ۾ آهي.

اِنَّ رَبَّهُمۡ بِهِمۡ يَوۡمَئِذٍ لَّخَبِيۡرٌ ۝١١

بيشڪ انهن جي رب کي انهيءَ ڏينهن انهن بابت سموري خبر آهي ف١١.

ع ١ ١١ ٢٥

سُوۡرَةُ الۡقَارِعَةِ ١٠١ مَكِّيَّةٌ ٣٠ — بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ — اٰيَاتُهَا ١١ رُكُوۡعُهَا ١

سورة قارعه مڪي آهي: الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١ هن ۾ يارهن آيتون آهن

اَلۡقَارِعَةُ ۝١ مَا الۡقَارِعَةُ ۝٢ وَمَاۤ اَدۡرٰٮكَ مَا الۡقَارِعَةُ ۝٣ يَوۡمَ

دل ڏڪائيندڙ ڇا دل ڌڙڪائيندڙ آهي. ۽ تو کي ڪهڙي خبر ته اها دل ڏڪائيندڙ ڇا آهي ف٢. جنهن ڏينهن

يَكُوۡنُ النَّاسُ كَالۡفَرَاشِ الۡمَبۡثُوۡثِ ۝٤ وَتَكُوۡنُ الۡجِبَالُ كَالۡعِهۡنِ

ماڻهو ٿي ويندا اِکڙيل پتنگن وانگر ف٣ ۽ جبل ٿي ويندا پڃيل اُن وانگر

الۡمَنۡفُوۡشِ ۝٥ فَاَمَّا مَنۡ ثَقُلَتۡ مَوَازِيۡنُهٗ ۝٦ فَهُوَ فِىۡ عِيۡشَةٍ

ف٤. پوءِ جنهن جا تور (نيڪ عمل) ڳرا ٿيا ف٥ اهي ته دل گهري عيش ۾



ف١١ حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته هر مؤمن کي ۽ ڪافر کي قيامت جي ڏينهن ان جا نيڪ ۽ بد عمل ڏيکاريا ويندا. مؤمن کي پنهنجون نيڪيون ۽ برايون ڏيکاري ڪري الله تعالىٰ برايون بخشي ڇڏيندو ۽ نيڪين تي ثواب عطا فرمائيندو ۽ ڪافر جون نيڪيون رد ڪيون وينديون ڇو ته ڪفر جي سبب بيڪار ٿي چڪيون ۽ برائين تي ان کي عذاب ڪيو ويندو. محمد بن ڪعب قرظيؒ فرمايو ته ڪافر ذري جيتري نيڪي ڪئي هوندي ته اهو ان جي جزا دنيا ۾ ئي ڏسي وٺندو ايستائين جو جڏهن دنيا مان نڪرندو ته ان وٽ ڪا نيڪي نه هوندي ۽ مؤمن پنهنجن برائين جي سزا دنيا ۾ لهندو، پوءِ آخرت ۾ ان سان گڏ ڪا برائي نه هوندي. هن آيت ۾ ترغيب آهي ته نيڪي ٿوري به ڪارآمد آهي ۽ ترهيب آهي ته گناهه ننڍو به وبال آهي. ڪن مفسرن فرمايو ته پهرين آيت مؤمنن جي حق ۾ آهي ۽ پوئين آيت ڪافرن جي حق ۾.

ف١ سورة العٰديٰت حضرت ابن مسعود رضي الله تعالىٰ عنه جي قول مطابق مڪي آهي ۽ حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما جي قول مطابق مدني آهي، هن ۾ هڪ رڪوع يارهن آيتون، چاليهه ڪلما ۽ هڪ سؤ ٽيهه حرف آهن. ف٢ انهن مان مراد غازين جا گهوڙا آهن جيڪي جهاد ۾ ڊوڙن ٿا ته انهن جي سينن مان آواز نڪرن ٿا. ف٣ جڏهن پٿريلي زمين تي هلن ٿا. ف٤ دشمن کي. ف٥ جو ان جي نعمتن کان ڦري وڃي ٿو يا مڪر ڪري ٿو. ف٦ پنهنجي عمل سان. ف٧ نهايت قوي ۽ تندرست آهي ۽ عبادت جي لاءِ ڪمزور. ف٨ مُئل. ف٩ اها حقيقت يا اها چڱائي ۽ برائي. ف١٠ يعني قيامت جي ڏينهن جيڪو فيصلي جو ڏينهن آهي. ف١١ جيئن هميشه آهي، پوءِ انهن کي چڱن ۽ بُرن عملن جو بدلو ڏيندو.

ف١ سورة القارعة مڪيه آهي هن ۾ هڪ رڪوع يارهن آيتون، ڇٽيهه ڪلما ۽ هڪ سؤ ٻاونجاهه حرف آهن. ف٢ هن مان مراد قيامت آهي، جنهن جي هول ۽ هيبت کان دليون ڏڪنديون ۽ "قارعه" قيامت جي نالن مان هڪ نالو آهي. ف٣ يعني جهڙيءَ طرح پتنگ شعلي تي ڪرڻ وقت پکڙجي وڃن ٿا ۽ انهن جي لاءِ ڪو هڪ طرف مقرر نه ٿو ٿئي، هر هڪ ٻئي جي خلاف طرف کان وڃي ٿو، اهوئي حال قيامت جي ڏينهن خلق جي انتشار جو هوندو. ف٤ جنهن جا جزا متفرق ٿي ڪري اڏرن ٿا اهوئي حال قيامت جي هول ۽ دهشت کان پهاڙن جو ٿيندو. ف٥ ۽ وزن وارا عمل يعني نيڪيون گهڻيون ٿيون.

رَّاضِيَةٍ ﴿۷﴾ وَ اَمَّا مَنْ خَفَّتْ مَوَازِيْنُهٗ ﴿۸﴾ فَاُمُّهٗ هَاوِيَةٌ ﴿۹﴾

آهن وٺ۔ ۽ جنهن جا تور پلڙا هلڪا رهيا وٺ اهو هيٺاهين ڏيکاريندڙ جهولي ۾ آهي وٺ۔

وَمَآ اَدْرٰىكَ مَاهِيَهْ ﴿۱۰﴾ نَارٌ حَامِيَةٌ ﴿۱۱﴾

۽ تو کي ڇا خبر ته هيٺاهين ڏيکاريندڙ ڇا آهي. اها آهي هڪ جي هڻندڙ باهه وٺ

سُوْرَةُ التَّكَاثُرِ مَكِّيَّةٌ ۱۰۲ ۱۶ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ — اٰيَاتُهَا ۸ رُكُوْعُهَا ۱

سورة تکاثر مڪي آهي: الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) وٺ: هن ۾ اٺ آيتون آهن

اَلْهٰىكُمُ التَّكَاثُرُ ﴿۱﴾ حَتّٰى زُرْتُمُ الْمَقَابِرَ ﴿۲﴾ كَلَّا سَوْفَ تَعْلَمُوْنَ ﴿۳﴾

توهان کي غافل ڪيو وٺ وڌيڪ مال طلبي وٺ ايتري تائين جو توهان قبرن جو منهن ڏٺو وٺ ها ها توهان جلدي معلوم ڪري وٺندا وٺ

ثُمَّ كَلَّا سَوْفَ تَعْلَمُوْنَ ﴿۴﴾ كَلَّا لَوْ تَعْلَمُوْنَ عِلْمَ الْيَقِيْنِ ﴿۵﴾

پوءِ پڪ جلدي ڄاڻي وٺندؤ وٺ ها ها جيڪڏهن يقيني ڄاڻو ها ته مال جي محبت نه رکو ها وٺ

لَتَرَوُنَّ الْجَحِيْمَ ﴿۶﴾ ثُمَّ لَتَرَوُنَّهَا عَيْنَ الْيَقِيْنِ ﴿۷﴾ ثُمَّ لَتُسْـَٔلُنَّ

بيشڪ ضرور جهنم کي ڏسندؤ وٺ پوءِ بيشڪ ضرور ان کي يقيني ڏسڻ ڏسندؤ. پوءِ بيشڪ ضرور ان ڏينهن

يَوْمَئِذٍ عَنِ النَّعِيْمِ ﴿۸﴾

توهان کان نعمتن جي پڇا ٿيندي وٺ

سُوْرَةُ الْعَصْرِ مَكِّيَّةٌ ۱۰۳ ۱۳ — بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ — اٰيَاتُهَا ۳ رُكُوْعُهَا ۱

سورة عصر مڪي آهي: الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) وٺ: هن ۾ ٽي آيتون آهن

وَالْعَصْرِ ﴿۱﴾ اِنَّ الْاِنْسَانَ لَفِيْ خُسْرٍ ﴿۲﴾ اِلَّا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا

ان محبوب زماني جو قسم وٺ بيشڪ انسان ضرور نقصان ۾ آهي وٺ مگر جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم

الصّٰلِحٰتِ وَتَوَاصَوْا بِالْحَقِّ ۙ وَتَوَاصَوْا بِالصَّبْرِ ﴿۳﴾

ڪيائون ۽ هڪ ٻئي کي حق جو تاڪيد ڪيائون وٺ ۽ هڪ ٻئي کي صبر جي وصيت ڪيائون وٺ.

سُوْرَةُ الْهُمَزَةِ مَكِّيَّةٌ ۱۰۴ ۳۲ — اٰيَاتُهَا ۹ رُكُوْعُهَا ۱

سورة همزه مڪي آهي هن ۾ نو آيتون آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع). وٺ

ع ۱ ۱۱ ۲۶

وٺ يعني جنت ۾ مؤمن جون نيڪيون سهڻي صورت ۾ اچي ڪري ميزان ۾ رکيون وينديون. پوءِ اهي جيڪڏهن غالب ٿيون ته ان جي لاءِ جنت آهي ۽ ڪافرن جون برايون بدترين صورت ۾ اچي ڪري ميزان ۾ رکيون وينديون ۽ انهن جي تور هلڪي ٿيندي؛ ڇوته ڪافرن جا عمل باطل آهن انهن جو ڪو وزن نه آهي، پوءِ انهن کي جهنم ۾ داخل ڪيو ويندو. وٺ هن جي سبب ته اهو باطل جي پيروي ڪندو هو. وٺ يعني ان جي رهڻ جي جاءِ دوزخ جي باهه آهي. وٺ جنهن ۾ انتها جي سوزش ۽ تيزي آهي. (الله تعالىٰ ان کان پناهه ۾ رکي) ⁂ ⁂

وٺ سورة التكاثر مڪي آهي، هن ۾ هڪ رڪوع، اٺ آيتون، اٺاويهه ڪلما ۽ هڪ سؤ ويهه حرف آهن. وٺ الله تعالىٰ جي طاعتن کان. وٺ هن مان معلوم ٿيو ته گهڻي مال جو حرص ۽ ان تي فخر ڪرڻ مذموم يعني برو آهي ۽ ان ۾ مبتلا ٿي ڪري ماڻهو اخروي سعادت کان محروم رهجي وڃي ٿو. وٺ يعني موت جي وقت تائين حرص توهان جو دامنگير رهيو. حديث شريف ۾ آهي ته محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن فرمايو، مئل سان گڏ ٽي شيون هونديون آهن، ٻه موٽي اينديون آهن، هڪ ان سان گڏ رهجي وڃي ٿو.

ع ۱ ۸ ۲۷

هڪ مال، ٻيو سندس اهل واقارب ۽ ٽيون سندس عمل، عمل ان سان گڏ رهجي وڃي ٿو ۽ باقي ٻئي واپس ٿي وڃن ٿا (بخاري). وٺ مرڻ وقت پنهنجي ان حال جي بري نتيجي کي. وٺ قبرن ۾ وڪ ۽ مال جي حرص ۾ مبتلا ٿي ڪري آخرت کان غافل نه ٿيو ها. وٺ مرڻ کان پوءِ. وٺ جيڪي الله تعالىٰ توهان کي عطا فرمايون هيون، صحت، فراغ، امن، عيش ۽ مال وغيره، جن مان دنيا ۾ لذتون وٺندا هيو. پڇيو ويندو ته اهي شيون ڪهڙي ڪم ۾ خرچ ڪيو، انهن جو ڪهڙو شڪرانو ادا ڪيو ۽ شڪر جي ڇڏڻ تي عذاب ڪيو ويندو ⁂ ⁂

ع ۱ ۳ ۲۸

وٺ سورة العصر جمهور وٽ مڪي آهي، هن ۾ هڪ رڪوع، ٽي آيتون، چوڏهن ڪلما ۽ اٺهٺ حرف آهن. وٺ عصر زماني کي چوندا آهن ۽ جڏهن ته زمانو عجائبات تي مشتمل آهي، هن ۾ احوال جي ڦير گهير ۽ تبديلي ڏسندڙ جي لاءِ عبرت جو سبب ٿئي ٿي ۽ اهي شيون خالق حڪيم جي قدرت وحڪمت ۽ ان جي وحدانيت تي دلالت ڪن ٿيون ان ڪري ٿي سگهي ٿو ته زماني جو قسم مراد هجي ۽ عصر ان وقت کي به چوندا آهن جيڪو غروب کان اڳ هوندو آهي، ٿي سگهي ٿو نقصان واري جي حق ۾ ان وقت جو قسم ياد فرمايو وڃي، جيئن نفعي واري جي لاءِ ضحىٰ يعني ٻيرن جو قسم ذڪر فرمايو ويو ۽ هڪ قول هي به آهي ته عصر مان ٽيپهري جي نماز مراد ٿي سگهي ٿي، جيڪا ڏينهن جي عبادتن ۾ سڀني کان پوئين عبادت آهي ۽ سڀني کان لذيذ ۽ بهتر آهي ۽ تفسير اهوئي آهي جيڪو حضرت مترجم قدس سرهٗ اختيار فرمايو ته زماني مان محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن جو مخصوص زمانو مراد آهي. جيڪو وڏي خير ۽ برڪت جو زمانو ۽ سڀني زمانن ۾ سڀني کان زياده فضيلت ۽ شرف وارو آهي. الله تعالىٰ حضور محبوب جن جي زماني مبارڪ جو قسم ياد فرمايو جيئن لَاۤ اُقْسِمُ بِهٰذَا الْبَلَدِ ۾ حضور محبوب عليه الصلوٰة والسلام جن جي مسڪن ۽ مڪان جو قسم ياد فرمايو آهي ۽ جيئن لَعَمْرُكَ ۾ سندن عمر شريف جو قسم ياد فرمايو ۽ هن ۾ شان محبوبيت جو اظهار آهي. وٺ جو انسان جي عمر جيڪا سندن راس المال آهي ۽ اصل موڙي آهي ماهر گهڙي گهٽجي رهي آهي. وٺ يعني ايمان ۽ صالح عمل جي. وٺ انهن تڪليفن ۽ مشقتن تي، جيڪي دين جي واٽ ۾ پيش آيون. اهي ماڻهو الله تعالىٰ جي فضل سان نقصان ۽ ٽوٽي ۾ نه آهن؛ ڇوته انهن جي جيتري عمر گذري، نيڪي ۽ عبادت ۾ گذري، پوءِ اهي نفعي پائڻ وارا آهن ⁂ ⁂

وٺ سورة الهمزة مڪي آهي، هن ۾ هڪ رڪوع، نو آيتون، ٽيهه ڪلما ۽ هڪ سؤ ٽيهه حرف آهن.

وَيۡلٌ لِّكُلِّ هُمَزَةٍ لُّمَزَةِۣ ۝١ الَّذِيۡ جَمَعَ مَالًا وَّ عَدَّدَهٗ ۝٢

خرابي آهي ان جي واسطي جيڪو ماڻهن جا مُنهن تي عيب ڪڍي. پُٺ گلا ڪري وڳ جنهن مال گڏ ڪيو ۽ خوب ڳڻي رکيا ٿين.

يَحۡسَبُ اَنَّ مَالَهٗۤ اَخۡلَدَهٗ ۝٣ كَلَّا لَيُنۡۢبَذَنَّ فِي الۡحُطَمَةِ ۝٤ وَ

ڇا هو سمجهي ٿو ته ان جو مال ان کي دُنيا ۾ هميشه رکندو وڳ هرگز نه ضرور اهو لتاڙڻ واري ۾ ڦٽي ڪيو ويندو وڱ ۽

مَاۤ اَدۡرٰىكَ مَا الۡحُطَمَةُ ۝٥ نَارُ اللّٰهِ الۡمُوۡقَدَةُ ۝٦ الَّتِيۡ تَطَّلِعُ عَلَى

تو کي ڪهڙي خبر ته لتاڙڻ واري ڇا آهي. الله جي باهه جيڪا ڀڙڪي رهي آهي وڻ جيڪا دلين تي چڙهي ويندي.

الۡاَفۡـِٕدَةِ ۝٧ اِنَّهَا عَلَيۡهِمۡ مُّؤۡصَدَةٌ ۝٨ فِيۡ عَمَدٍ مُّمَدَّدَةٍ ۝٩

وڦ . بيشڪ اها انهن تي بند ڪئي ويندي ڊگهن ڊگهن ٿنڀن ۾ وڧ

سُوۡرَةُ الۡفِيۡلِ ١٠٥ مَكِّيَّةٌ ١٩ — بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ — اٰيَاتُهَا ٥ رُكُوۡعُهَا ١

سورة فيل مڪي آهي؛ الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان شروع وا هن ۾ پنج آيتون آهن

اَلَمۡ تَرَ كَيۡفَ فَعَلَ رَبُّكَ بِاَصۡحٰبِ الۡفِيۡلِ ۝١ اَلَمۡ يَجۡعَلۡ كَيۡدَهُمۡ

اي محبوب ڇا تو نه ڏٺو ته تنهنجي رب انهن هاٿين وارن جو ڪهڙو حال ڪيو وڳ ڇا انهن جي سازش کي تباهه

فِيۡ تَضۡلِيۡلٍ ۝٢ وَّ اَرۡسَلَ عَلَيۡهِمۡ طَيۡرًا اَبَابِيۡلَ ۝٣ تَرۡمِيۡهِمۡ

نه فرمايائين. ۽ انهن تي ابابيل پکين جون ٽوليون موڪليائين وڳ جو انهن کي ڪنڪريٽ جي

بِحِجَارَةٍ مِّنۡ سِجِّيۡلٍ ۝٤ فَجَعَلَهُمۡ كَعَصۡفٍ مَّاۡكُوۡلٍ ۝٥

پٿرين سان مارياؤن ٿي وڱ پوءِ انهن کي ڪري رکيائين کاڌل لتاڙيل گاهه وانگر وڻ

سُوۡرَةُ قُرَيۡشٍ ١٠٦ مَكِّيَّةٌ ٢٩ — بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ — اٰيَاتُهَا ٤ رُكُوۡعُهَا ١

سورة قريش مڪي آهي؛ الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان شروع وا هن ۾ چار آيتون آهن

لِاِيۡلٰفِ قُرَيۡشٍ ۝١ اٖلٰفِهِمۡ رِحۡلَةَ الشِّتَآءِ وَ الصَّيۡفِ ۝٢

قريش کي رغبت ڏيارڻ جي واسطي. رغبت ڏيڻ انهن کي سردي ۽ گرمي ٻنهي جي سفر ڪرڻ ۾ وڳ

فَلۡيَعۡبُدُوۡا رَبَّ هٰذَا الۡبَيۡتِ ۝٣ الَّذِيۡۤ اَطۡعَمَهُمۡ مِّنۡ جُوۡعٍ

پوءِ انهن کي گهرجي ته ان گهر جي وڳ رب جي بندگي ڪن. جنهن انهن کي بک ۾ وڱ کاڌو کارايو

وَّ اٰمَنَهُمۡ مِّنۡ خَوۡفٍ ۝٤

۽ انهن کي هڪ وڏي خوف کان امن بخشيائين وڻ

وڳ هي آيتون انهن ڪافرن جي حق ۾ نازل ٿيون، جيڪي محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن ۽ سندن صحابه ڪرام تي طعنو ڪندا هئا ۽ انهن سڀني جي گلا ڪندا هئا، مثلاً اخانس بن شريق، اميه بن خلف ۽ وليد بن مغيره وغيرهم ۽ هر گلا ڪرڻ واري جي لاءِ حڪم عام آهي. وڳ مرڻ نه ڏيندو، جو اهو مال جي محبت ۾ مست آهي ۽ چڱي عمل جي طرف نه ٿو وڃائي. وڱ يعني جهنم جي ان حصي ۾ جنهن ۾ باهه هڏيون ۽ پاسيريون ڀڃي ڇڏيندي. وڻ ۽ ڪڏهن ٺڌي نه ٿي ٿئي. حديث شريف ۾ آهي ته جهنم جي باهه هزار سال ٻرڪي وئي يا گرم ڪئي وئي، ايستائين جو ڳاڙهي ٿي وئي، وري هزار سال گرم ڪئي وئي ايستائين جو سفيد ٿي وئي، وري هزار سال گرم ڪئي وئي ايستائين جو ڪاري ٿي وئي، پوءِ اها ڪاري آهي ۽ اونداهي (ترمذي). وڦ يعني ظاهر جسم کي به ساڙيندي ۽ جسم جي اندر پهچندي ۽ دلين کي به ساڙيندي. دل اهڙي شيءِ آهي، جنهن کي ٿوري گرمي جو به تاب نه آهي، پوءِ جڏهن جهنم جي باهه جوان تي غلبو ٿيندو ۽ موت ايندو ته پوءِ حال ڇا ٿيندو. دلين کي ساڙڻ هن لاءِ آهي ته اهي ڪفر، باطل عقيدن ۽ فاسد نيتن جو مقام آهن. وڧ يعني باهه ۾ وجهي ڪري دروازا بند ڪيا ويندا. وڨ يعني دروازن جي بندش آتشين لوهه جي ٿنڀن سان مضبوط ڪئي ويندي ته ڪڏهن دروازو نه کلي. ڪن مفسرن هي معنىٰ بيان ڪئي آهي ته دروازا بند ڪري آتشين ٿنڀن سان انهن جا هٿ پير ٻڌا ويندا. ❊ ❊ ❊ وا سُورة الفيل مڪيه آهي، هن ۾ هڪ رڪوع، پنج آيتون، ويهه ڪلما ۽ نوي حرف آهن. وڳ هاٿين وارن مان مُراد ابرهه ۽ سندس لشڪر آهي، ابرهه يمن ۽ حبش جو بادشاهه هو، ان صنعا ۾ هڪ ڪنيسه (عبادت گاهه) ٺهرايو ۽ چاهيندو هو ته حج ڪرڻ وارا مڪه مڪرمه جي بجاءِ هيڏانهن اچن ۽ انهي ڪنيسه جو طواف ڪن، عرب جي ماڻهن کي اها ڳالهه تمام ڳري لڳي. بني ڪنانه قبيلي جي هڪ شخص موقعو لهي ڪري ان ڪنيسه ۾ قضاءِ حاجت ڪئي ۽ ان کي پليدي سان آلوده ڪري ڇڏيائين، ان تي ابرهه کي گهڻو غصو آيو ۽ ان ڪعبة الله شريف کي ڊاهڻ جو قسم کنيو ۽ ان ارادي سان پنهنجو لشڪر وٺي ڪري، جنهن ۾ گهڻا هاٿي هئا ۽ انهن جو اڳواڻ هڪ وڏي جسم وارو مضبوط هاٿي هو، جنهن جو نالو محمود هو، ابرهه مڪي شريف جي ويجهو پهچي ڪري مڪي وارن جا جانور قيد ڪري ورتا انهن ۾ ٻه سؤ اٺ عبد المطلب جا به هئا. عبد المطلب ابرهه وٽ آيو، تمام طاقتور ۽ شوڪت واري ابرهه سندس تعظيم ڪئي ۽ پاڻ وٽ ويهاريو ۽ مطلب پڇيو. پاڻ فرمايائين ته منهنجو مطلب هي آهي ته منهنجا اٺ واپس ڪيا وڃن. ابرهه چيو مون کي تعجب ٿئي ٿو ته مان ڪعبة الله کي ڊاهڻ آيو آهيان ۽ اهو توهان جو ۽ توهان جي ابن ڏاڏن جو معظم ۽ محترم مقام آهي، توهان ان جي لاءِ ڪجهه نه ٿا چئو، پنهنجن اٺن لاءِ چئو ٿا. پاڻ فرمايائين مان اٺن جو مالڪ آهيان، انهن جي لاءِ ٿو چوان ۽ باقي ڪعبة الله جو جيڪو مالڪ آهي اهو پاڻ ان جي حفاظت فرمائيندو. ابرهه سندس اٺ واپس ڪري ڇڏيا. عبد المطلب قريشن کي اچي حال ٻڌايو ۽ انهن کي مشورو ڏنو ته جبلن جي ٽڪرن ۽ چوٽين ۾ وڃي پناهه گزين ٿين اهڙيءَ طرح قريش ائين ئي ڪيو ۽ عبد المطلب ڪعبة الله شريف جي دروازي تي پهچي ڪري بارگاهه الاهي ۾ ڪعبة الله جي حفاظت جي دعا گهريائين، دعا کان فارغ ٿي پنهنجي قوم جي طرف هليو ويو. ابرهه صبح سان ئي پنهنجن لشڪرن کي تياري جو حڪم ڏنو ۽ هاٿين کي تيار ڪيو، پر محمود نه اٿيو ۽ ڪعبة الله جي طرف نه هليو، ٻي جنهن طرف هلائنس پيا ته هلي پيو مگر جڏهن ڪعبة الله جي طرف سندس رخ ڪن پيا ته ويهي وڃي پيو. الله تعالىٰ ننڍا ننڍا پکي انهن جي مٿان موڪليا، جيڪي ننڍڙيون ننڍڙيون پٿريون کيرائڻ پيا، جن سان اهي هلاڪ ٿيندا پيا وڃن. وڳ جيڪي سمنڊ جي طرف کان فوج جي صورت ۾ آيون، هر هڪ وٽ ٽي ٽي پٿريون هيون، ٻه ٻنهي پيرن ۾ ۽ هڪ چهنب ۾. وڱ جنهن تي اهي پکي پٿري ڇڏن پيا ته اها پٿري ڪيس کي ٽوڙي ڪري مٿي مان نڪري ڪري جسم کي چيرڻيندي هاٿي مان گذري ڪري زمين تي پهچي وڃي پيئي، هر پٿري تي ان شخص جو نالو لکيل هو، جيڪو ان پٿري سان هلاڪ ڪيو ويو. وڻ جنهن سال هي واقعو ٿيو، انهي سال ان واقعي کان پنجاهه ڏينهن کان پوءِ محبوب سيد عالم حبيب خدا احمد مصطفىٰ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي ولادت باسعادت مبارڪ ٿي. ❊ ❊ ❊ وا سُورة القريش صحيح قول مطابق مڪيه آهي، هن ۾ هڪ رڪوع، چار آيتون ستر هن ڪلما ۽ ٽيهتر حرف آهن. وڳ يعني الله تعالىٰ جون نعمتون تمام گهڻيون آهن، انهن مان هڪ ظاهري نعمت هي آهي ته ان قريشن کي هر سال ۾ ٻه سفرن جي طرف رغبت ڏياري انهن جي محبت انهن ۾ وڌائين، سياري جي موسم ۾ يمن جو سفر ۽ اونهاري جي موسم ۾ شام جو سفر، ته قريش واپار جي لاءِ انهن موسمن ۾ اهي سفر ڪندا هئا ۽ هر جڳهه وارا انهن کي اهل حرم چوندا هئا ۽ انهن جي عزت ۽ حرمت ڪندا هئا. اهي امن سان واپار ڪندا هئا ۽ فائدو حاصل ڪندا هئا ۽ مڪه مڪرمه ۾ رهائش جي لاءِ سرمايو پهچائيندا هئا جتي نه پوک نه ڪمائي جا ذريعا سبب. الله تعالىٰ جي اها ظاهري نعمت آهي ۽ ان

سُورَةُ المَاعُونِ ١٠٧ مَكِّيَّةٌ ١٧ — بسم الله الرحمن الرحيم — اٰيَاتُهَا ٧ رُكُوْعُهَا ١

سُورة ماعُونَ مڪي آهي: الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ۾ هن ۾ ست آيتون آهن

أَرَءَيْتَ الَّذِى يُكَذِّبُ بِالدِّينِ ﴿١﴾ فَذٰلِكَ الَّذِى يَدُعُّ الْيَتِيمَ ﴿٢﴾

ڀلا ڏس تہ جيڪو دين کي ڪوڙو چوي ٿو ۲ پوءِ اِهو اُهو آهي جيڪو يتيم کي ڌڪا ڏئي ٿو ۳

وَلَا يَحُضُّ عَلٰى طَعَامِ الْمِسْكِينِ ﴿٣﴾ فَوَيْلٌ لِّلْمُصَلِّينَ ﴿٤﴾

۽ رغبت نہ ڏياري ٿو مسڪين کي کاڌي کارائڻ جي ۴ پوءِ خرابي آهي انهن نمازين جي واسطي.

الَّذِينَ هُمْ عَنْ صَلَاتِهِمْ سَاهُونَ ﴿٥﴾ الَّذِينَ هُمْ يُرَآءُونَ ﴿٦﴾

جيڪي پنهنجي نماز کان غافل ويٺا آهن ۵. ۽ جيڪي ڏيکاءُ جي واسطي عمل ڪن ٿا ۶

وَيَمْنَعُونَ الْمَاعُونَ ﴿٧﴾

۽ معمولي نفعي واري شيءِ ۷ گهرڻ سان نہ ٿا ڏين ۸

سُورَةُ الْكَوْثَرِ ١٠٨ مَكِّيَّةٌ ١٥ — بسم الله الرحمن الرحيم — اٰيَاتُهَا ٣ رُكُوْعُهَا ١

سورة ڪوثر مڪي آهي: الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ۾ هن ۾ ٽي آيتون آهن

إِنَّآ أَعْطَيْنٰكَ الْكَوْثَرَ ﴿١﴾ فَصَلِّ لِرَبِّكَ وَانْحَرْ ﴿٢﴾ إِنَّ

اي محبوب بيشڪ اسان توکي بيشمار خوبيون عطا فرمايون ۲ پوءِ تون پنهنجي رب جي واسطي نماز پڙهہ ۳ ۽ قرباني ڪر ۴

شَانِئَكَ هُوَ الْأَبْتَرُ ﴿٣﴾

بيشڪ تنهنجو دشمن ئي هر خير کان محروم آهي ۵

سُورَةُ الْكٰفِرُونَ ١٠٩ مَكِّيَّةٌ ١٨ — بسم الله الرحمن الرحيم — اٰيَاتُهَا ٦ رُكُوْعُهَا ١

سورة ڪافرون مڪي آهي: الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ۾ هن ۾ ڇهہ آيتون آهن

قُلْ يٰٓأَيُّهَا الْكٰفِرُونَ ﴿١﴾ لَآ أَعْبُدُ مَا تَعْبُدُونَ ﴿٢﴾ وَلَآ أَنْتُمْ

تون فرماءِ اي ڪافرؤ ۲. نہ مان پوڄا ڪريان ٿو ان جي جنهن کي توهان پوڄيندا آهيو ۽ نہ ئي توهان

عٰبِدُونَ مَآ أَعْبُدُ ﴿٣﴾ وَلَآ أَنَا عَابِدٌ مَّا عَبَدْتُّمْ ﴿٤﴾ وَلَآ أَنْتُمْ

پوڄا ڪريو ٿا جنهن جي مان پوڄا ڪريان ٿو ۽ نہ ئي مان پوڄا ڪندس جنهن جي توهان پوڄا ڪئي ۽ نہ ئي

عٰبِدُونَ مَآ أَعْبُدُ ﴿٥﴾ لَكُمْ دِينُكُمْ وَلِىَ دِينِ ﴿٦﴾

توهان پوڄا ڪندؤ جنهن جي مان عبادت ڪريان ٿو. توهان جي واسطي توهان جو دين ۽ منهنجي واسطي منهنجو دين ۳

منزل ٧

مان فائدو حاصل ڪن ٿا. ۳ يعني ڪعبہ شريف جي. ۴ جنهن ۾ انهن سفرن کان اڳ پنهنجي وطن ۾ ڏوڪ نہ هجڻ جي ڪري مبتلا هُئا، انهن سفرن جي ذريعي سان. ۵ حرم شريف جي سبب سان ۽ اهلِ مڪ جي هجڻ جي سبب سان تہ ڪو انهن کان تعرض نہ ٿو ڪري هن جي باوجود، جو آس پاس ۾ قتل ۽ ڦرون لُٽون ٿينديون رهن ٿيون، قافلا لُٽجن ٿا، مسافر ماريا وڃن ٿا. يا هيءَ معنيٰ آهي تہ انهن کي جذام کان امن ڏنو تہ انهن جي شهر ۾ ڪڏهن جذام نہ ٿيندو يا هيءَ مُراد تہ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي برڪت سان انهن کي وڏي خوف کان امن عطا فرمايو. ⁘ ⁘ ⁘

۱ سُورَةُ الماعُون مڪي آهي ۽ هي بہ چيو ويو آهي تہ اڌ مڪہ مڪرمہ ۾ نازل ٿي عاص بن وائل جي باري ۾ ۽ اڌ مدينہ طيبہ ۾ عبدالله بن ابيّ بن سلول منافق جي حق ۾. هن ۾ هڪ رڪوع، ست آيتون، پنجويهہ ڪلما ۽ هڪ سو پنجويهہ حرف آهن. ۲ يعني حساب ۽ جزا جو انڪار ڪري ٿو واضح دليلن هجڻ جي باوجود. شانِ نزول:- هي آيتون عاص بن وائل سهمي يا وليد بن مغيره جي حق ۾ نازل ٿيون. ۳ ۽ ان تي شدت ۽ سختي ڪري ٿو ۽ ان جو حق نہ ٿو ڏئي. ۴ يعني نہ پاڻ ڏئي ٿو، نہ ٻين کان ڏياري ٿو، انتهادرجي جو بخيل آهي. ۵ هن مان مُراد منافق آهن، جيڪي اڪيلائيءَ ۾ نماز نہ ٿا پڙهن، ڇو تہ ان جا معتقد نہ آهن ۽ ماڻهن جي اڳيان نمازي بڻجن ٿا ۽ پنهنجو پاڻ کي نمازي ظاهر ڪن ٿا ۽ ڏيکارڻ جي لاءِ عاجزي نيازي ڪن ٿا ۽ حقيقت ۾ نماز کان غافل آهن. ۶ عبادتن ۾ اُڪيتي انهن جي بخل جو بيان فرمايو وڃي ٿو. ۷ مثلاً: سُئي، ديگڙي ۽ پيالو وغيره. ۸ مسئلو:- عالمن سڳورن فرمايو تہ مستحب آهي تہ ماڻهو پنهنجي گهر ۾ اهڙيون شيون پنهنجي حاجت کان گهڻيون رکي، جن جي پاڙيسرين کي حاجت ٿيئي ٿي ۽ انهن کي گهرڻ تي ڏيندو ڪري. ⁘ ⁘ ⁘ ⁘. ۱ سُورَةُ الڪوثر جمهور روايت مدني آهي، هن ۾ هڪ رڪوع، ٽي آيتون، ڏهہ ڪلما ۽ ٻائيتاليهہ حرف آهن. ۲ ۽ گهڻا فضائل عنايت ڪري سموري خلق کان افضل ڪيو، ظاهري حُسن بہ ڏنو، باطني حسن بہ، عالي نسب بہ، نبوت بہ، ڪتاب بہ، حڪمت بہ، علم بہ، شفاعت بہ، حوضِ ڪوثر بہ، مقامِ محمود بہ، گهڻي امت بہ، دين جي دشمنن تي غلبو بہ، گهڻيون فتحون بہ ۽ بيشمار نعمتون بہ ۽ فضيلتون، جن جي انتها نہ آهي. ۳ جنهن توهان کي عزت ۽ شرافت بخشي. ۴ ان جي لاءِ ان جي نالي تي بُت پرستن جي خلاف، جيڪي بُتن جي نالي تي ذبح ڪن ٿا. هن آيت جي تفسير ۾ هڪ قول هي بہ آهي تہ نماز مان عيد نماز مُراد آهي. ۵ نہ توهان، ڇو تہ توهان جو سلسلو قيامت تائين جاري رهندو، توهان جي اولاد ۾ بہ گهڻائي ٿيندي ۽ توهان جي پيروڪارن سان دُنيا ڀرجي ويندي، توهان جو ذڪر منبرن تي بلند ٿيندو، قيامت تائين پيدا ٿيڻ وارا عالم ۽ واعظ الله تعالىٰ جي ذڪر سان گڏ توهان جو ذڪر ڪندا رهندا. بي نام و نشان ۽ هر ڀلائيءَ کان محروم تہ توهان جا دشمن آهن. شانِ نزول:- جڏهن محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي فرزند حضرت قاسم جو وصال ٿيو تہ ڪافرن پاڻ سڳورن کي ابتر يعني منقطع النسل چيو ۽ هي چيو تہ هاڻي سندن نسل نہ رهيو، ان ڪان پوءِ هاڻي سندن ذڪر بہ نہ رهندو ۽ اهو سڀ چرچو ختم ٿي ويندو، ان تي سورة ڪريمہ نازل ٿي ۽ الله تعالىٰ انهن ڪافرن جي تڪذيب فرمائي ۽ انهن جو زوردار رد فرمايو. ۱ سُورَةُ الڪافرون مڪي آهي، هن ۾ هڪ رڪوع، ڇهہ آيتون، ڇويهہ ڪلما ۽ چوڻويهہ حرف آهن. شانِ نزول:- قريشن جي هڪ جماعت محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جن کي چيو هو تہ توهان اسان جي دين جي پيروي ڪريو، اسان توهان جي دين جي پيروي ڪنداسون، هڪ سال توهان اسان جي معبودن جي عبادت ڪريو، هڪ سال اسان توهان جي معبودن جي عبادت ڪنداسون. محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن فرمايو الله تعالىٰ جي پناهہ جو مان اُن سان گڏ غير کي شريڪ ڪريان. چوڻ لڳا پوءِ توهان اسان جي ڪنهن معبود کي هٿ ئي لڳايو، اسان توهان جي تصديق ڪنداسون ۽ توهان جي معبود جي عبادت ڪنداسون. اُن تي هيءَ سورة شريف نازل ٿي ۽ محبوب سيد عالم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن مسجد حرام ۾ تشريف وٺي ويا، اُتي قريشن جي اها جماعت موجود هئي. حضور محبوب جن انهن کي اها سورة پڙهي ٻڌائي تہ اهي مايوس ٿي ويا ۽ محبوب سائين جن ۽ سندن صحابہ ڪرام جي ايذاءُ ڏيڻ جي پويان لڳا. ۲ مخاطب هتي مخصوص ڪافر آهن، جيڪي علمِ الاهي ۾ ايمان کان محروم آهن. ۳ يعني توهان جي لاءِ توهان جو ڪفر ۽ منهنجي لاءِ منهنجي توحيد ۽ منهنجو اخلاص ۽ هن مان مقصود ڌمڪي ڏيڻ آهي. (وهذه الاية منسوخة باٰية القتال) ⁘ ⁘ ⁘

سُوْرَةُ النَّصْرِ مَدَنِيَّةٌ ١١٠ ١١٤ — اٰيَاتُهَا ٣ — رُكُوْعُهَا ١

سُورة نصر مدني آهي هن ۾ ٽي آيتون آهن

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١.

اِذَا جَآءَ نَصْرُ اللّٰهِ وَالْفَتْحُ ① وَرَاَيْتَ النَّاسَ يَدْخُلُوْنَ فِيْ دِيْنِ اللّٰهِ اَفْوَاجًا ② فَسَبِّحْ بِحَمْدِ رَبِّكَ وَاسْتَغْفِرْهُ ؕ اِنَّهٗ كَانَ تَوَّابًا ③

جڏهن الله جي مدد ۽ فتح اچي ف٢ ۽ ماڻهن کي تون ڏسين جو الله جي دين ۾ فوج در فوج داخل ٿين ٿا ف٣ تون پنهنجي رب جي تعريف ڪندي ان جي پاڪائي بيان ڪر ۽ ان کان بخشش گهُر ف٤ بيشڪ اهو گهڻو توبهه قبول ڪرڻ وارو آهي ف٥

سُوْرَةُ اللَّهَبِ مَكِّيَّةٌ ١١١ ٦ — اٰيَاتُهَا ٥ — رُكُوْعُهَا ١

سُورة لهب مڪي آهي هن ۾ پنج آيتون آهن

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١

تَبَّتْ يَدَآ اَبِيْ لَهَبٍ وَّتَبَّ ؕ ① مَآ اَغْنٰى عَنْهُ مَالُهٗ وَمَا كَسَبَ ؕ ② سَيَصْلٰى نَارًا ذَاتَ لَهَبٍ ۚ ③ وَّامْرَاَتُهٗ ؕ حَمَّالَةَ الْحَطَبِ ۚ ④ فِيْ جِيْدِهَا حَبْلٌ مِّنْ مَّسَدٍ ؒ ⑤

تباهه ٿي وڃن ابولهب جا ٻئي هٿ ۽ اهو تباهه ٿي ئي ويو ف٢ ان کي ڪجهه ڪم نه آيو ان جو مال ۽ نه ئي جيڪو ڪمايائين ف٣ اجهو داخل ٿئي تو جيڪي ڀڙڪندڙ باهه ۾ اهو ۽ سندس زال ف٤ ڪاٺين جي ڀري مٿي تي کڻندڙ آهي سندس ڳچي ۾ کجيءَ جي ڇوڏي جو رسو پيل آهي ف٥

سُوْرَةُ الْاِخْلَاصِ مَكِّيَّةٌ ١١٢ ٢٢ — اٰيَاتُهَا ٤ — رُكُوْعُهَا ١

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

سُورة اخلاص مڪي آهي: الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع) ف١ هن ۾ چار آيتون آهن

قُلْ هُوَ اللّٰهُ اَحَدٌ ۚ ① اَللّٰهُ الصَّمَدُ ۚ ② لَمْ يَلِدْ ۙ وَلَمْ يُوْلَدْ ۙ ③ وَلَمْ يَكُنْ لَّهٗ كُفُوًا اَحَدٌ ۧ ④

تون فرماءِ اهو الله آهي اهو هڪ آهي ف٢ الله بي نياز آهي ف٣ نه ان جي ڪا اولاد ف٤ ۽ نه اهو ڪنهن کان پيدا ٿيو ف٥ ۽ نه وري ان جو ڪو ثاني ۽ (مٽ) آهي ف٦

ع ٣ ٣٥ — ع ٥ ٣٦ — ع ٤ ٣٧

ف١ سُورة النصر مدني آهي، هن ۾ هڪ رڪوع، ٽي آيتون، سترهن ڪلمان ۽ ستهتر حرف آهن. ف٢ محبوب نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وسلم جن جي لاءِ دشمنن جي مقابلي ۾. هن مان يا عام اسلام جون فتحون مُراد آهن يا خاص فتح مڪ. ف٣ جيئن فتح مڪ کان پوءِ ٿيو جو ماڻهو زمين جي ڪنڊ ڪُڙڇ کان غلامي جي شرق ۾ هليا ايندا هئا ۽ اسلام جي شرف سان مشرف ٿيندا هُئا. ف٤ امت جي لاءِ. ف٥ هن سُورة جي نازل ٿيڻ کان پوءِ محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن سُبْحَانَ اللّٰهِ وَبِحَمْدِهٖ اَسْتَغْفِرُ اللّٰهَ وَاَتُوْبُ اِلَيْهِ جي تمام گهڻي ڪثرت فرمائي. حضرت ابن عمر رضي الله تعاليٰ عنهما کان روايت آهي ته هي سُورت حجة الوداع ۾ منيٰ جي مقام تي نازل ٿي، هن کان پوءِ اَلْيَوْمَ اَكْمَلْتُ لَكُمْ دِيْنَكُمْ آيت نازل ٿي، هن جي نازل ٿيڻ کان پوءِ اسي ڏينهن محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن دنيا ۾ تشريف رکي. پوءِ آيت اَلْكَلٰلَةَ نازل ٿي ان کان پوءِ حضور پُرنور جن پنجاهه ڏينهن تشريف فرما رهيا. وري آيت وَاتَّقُوْا يَوْمًا تُرْجَعُوْنَ فِيْهِ اِلَى اللّٰهِ نازل ٿي، هن کان پوءِ حضور محبوب سائين جن ايڪيهه يا ست ڏينهن تشريف فرما رهيا. هن سُورة جي نازل ٿيڻ کان پوءِ صحابہ ڪرام جن سمجهي ورتو ته دين ڪامل ۽ پورو ٿي ويو، سو هاڻي حضرت محبوب پيغمبر ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن دنيا ۾ زياده تشريف نه رکندا. جيئن حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه ها سورت ٻُڌي ڪري انهي خيال کان رُنو. هن سورت جي نازل ٿيڻ کان پوءِ محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن خطبي ۾ فرمايو ته هڪ ٻانهي کي خدا اختيار ڏنو، سو چاهي ته دنيا ۾ رهي چاهي ته ان جو ديدار قبول فرمائي. هن ٻانهي الله تعاليٰ جو ديدار ۽ ميلاپ اختيار ڪيو. اهو ٻُڌي ڪري حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو توهان تي اسان جون جانيون، اسان جا مال، اسان جا ابا ۽ اسان جي اولاد سڀ قربان ۞ ۞ ۞ ۞ ف١ سُورة اللهب مڪي آهي، هن ۾ هڪ رڪوع، پنج آيتون ويهه ڪلما ۽ ستهتر حرف آهن. شانِ نزول:- جڏهن محبوب نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن صفا جبل تي عرب جي ماڻهن کي دعوت ڏني، هر طرف کان ماڻهو آيا ۽ حضور جن انهن کي پنهنجي صدق ۽ امانت جي شاهدي ورتي کان پوءِ فرمايو اِنِّيْ لَكُمْ نَذِيْرٌ بَيْنَ يَدَيْ عَذَابٍ شَدِيْدٍ، ان تي ابولهب، محبوب پاڪ جن کي چيو هو ته توهان تباهه ٿي وڃو، ڇا توهان اسان کي ان لاءِ گڏ ڪيو هو، ان تي هي سورت شريف نازل ٿي ۽ الله تعاليٰ پنهنجي حبيب ڪرم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي طرفان جواب ڏنو. ف٢ ابولهب جو نالو عبد العزيٰ آهي، هي عبد المطلب جو پٽ ۽ محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جو چاچو هو، تمام گورو خوبصورت ماڻهو هو ان ڪري سندس ڪنيت ابولهب آهي ۽ انهي ڪنيت سان اهو مشهور هو، پنهنجي هٿن مان مُراد ان جي ذات آهي. ف٣ يعني سندس اولاد. روايت آهي ته ابولهب جڏهن پهرين آيت ٻُڌي ته چوڻ لڳو ته جيڪي منهنجو ڀائيٽيو چوي ٿو اگر سچ آهي ته مان پنهنجي جان جي لاءِ پنهنجي مال ۽ اولاد کي فديو ڪندس. هن آيت ۾ ان جو رد فرمايو ويو ته اهو خيال غلط آهي، ان وقت ڪا شي ڪم اچڻ واري نه آهي. ف٤ ام جميل بنت حرب بن اميه، ابوسفيان جي ڀيڻ، جيڪا رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن سان بغض ۽ عداوت رکندي هئي ۽ باوجود هن جي جو تمام دولتمند ۽ وڏي گهراڻي جي هئي، پر محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي دشمني ۾ انتها کي پهچي وئي هئي جو خود پنهنجي مٿي تي ڪنڊن جي ڀري کڻي محبوب ڪريم جن جي رستي ۾ اڇلائيندي هئي ته جيئن محبوب پاڪ جن ۽ سندن صحابہ ڪرام کي ايذاء ۽ تڪليف ٿئي ۽ محبوب پاڪ جن کي ايذاء پهچائڻ ان کي ايترو پيارو هو جو هو ان ڪم ۾ ڪنهن ٻي کان مدد وٺڻ به پسند نه ڪندي هئي. ف٥ جنهن سان ڪنڊن جي ڀري ٻڌندي هئي، هڪ ڏينهن اهو بوجهه کڻي آئي رهي هئي ته ٿڪجي آرام لاءِ هڪ پٿر تي ويهي رهي، هڪ ملائڪ الله تعاليٰ جي حڪم سان سندس پويان ان ڀري کي ڇڪيو ته اها ڪري ۽ رسي سان ڪنڌ ۾ ڦاسي لڳي وئي ۽ اها مري وئي. ف١ سُورة اخلاص مڪي ۽ ڪنهن قول مطابق مدني آهي هن ۾ هڪ رڪوع چار آيتون يا پنج آيتون، پندرهن ڪلما ۽ سٺيتاليهه حرف آهن. حديثن ۾ هن سورة جون گهڻيون فضيلتون وارد ٿيل آهن. هر ڪي قرآن پاڪ جي ٽئين حصي جي برابر فرمايو ويو آهي يعني ٽي دفعا ان کي پڙهيو وڃي ته پوري قرآن جي تلاوت جو ثواب ملي. هڪ شخص محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن کي عرض ڪيو ته مون کي هن سورت سان گهڻي محبت آهي. پاڻ فرمايائون ان جي محبت تو کي جنت ۾ داخل ڪندي (ترمذي). شانِ نزول:- عرب جي ڪافرن محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن کان الله رب العزة علا تبارڪ وتعاليٰ جي متعلق مختلف نموني جا سوال ڪيا، ڪو چوندو هو ته الله تعاليٰ جو نسب ڇا آهي، ڪو چوندو هو اهو سون جو آهي يا چاندي جو يا لوهه يا ڪاٺي جو آهي، ڪنهن شي جو آهي. ڪنهن چيو اهو ڇا کائيندو ڇا پيئندو آهي. ان ربوبيت ڪنهن کان ورثي ۾ ورتي ۽ ان جو ڪير وارث ٿيندو؟ انهن جي جواب ۾ الله تعاليٰ هي سورت نازل فرمائي ۽ پنهنجي ذات ۽ صفات جو بيان فرمائي معرفت جي واٽ واضح ڪئي ۽ جاهلاڻي خيالن ۽ وهمن جي اونداهين کي جن ۾ اهي ماڻهو گرفتار هئا، پنهنجي ذات ۽ صفات جي انوار جي بيان سان ختم ڪري ڇڏيو. ف٢ ربوبيت ۽ الوهيت ۾ عظمت ۽ ڪمال جي صفتن سان موصوف آهي مثل، نظير ۽ شبيهه کان پاڪ آهي، ان جو ڪو شريڪ نه آهي ف٣ هر شي کان ٻي پرواهه نه ڪائي نه پيئي، هميشه کان آهي، هميشه رهي. ف٤ ڇو ته ڪو ان جو هم جنس آهي

سُوْرَةُ الْفَلَقِ ١١٣ مَكِّيَّةٌ ٢٠ — اٰيَاتُهَا ٥ — رُكُوْعُهَا ١

سُورة فلق آهي هن ۾ پنج آيتون آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع). ف١

قُلْ اَعُوْذُ بِرَبِّ الْفَلَقِ ۙ﴿١﴾ مِنْ شَرِّ مَا خَلَقَ ۙ﴿٢﴾ وَمِنْ شَرِّ

تون فرماءِ ته مان انجي پناهه وٺان ٿو جيڪو صبح جو پيدا ڪرڻ وارو آهي ف٢ انجي سموري مخلوق جي شر کان ف٣ ۽ اونداهي وجهندڙ جي

غَاسِقٍ اِذَا وَقَبَ ۙ﴿٣﴾ وَمِنْ شَرِّ النَّفّٰثٰتِ فِي الْعُقَدِ ۙ﴿٤﴾ وَ

شر کان جڏهن اهو لهي ف٤ ۽ انهن عورتن جي شر کان جيڪي ڳنڍين ۾ ڦوڪ ڏين ٿيون ف٥ ۽

مِنْ شَرِّ حَاسِدٍ اِذَا حَسَدَ ﴿٥﴾

حسد واري جي شر کان جڏهن اهو مون کان سڙي. ف٦

سُوْرَةُ النَّاسِ ١١٤ مَكِّيَّةٌ ٢١ — اٰيَاتُهَا ٦ — رُكُوْعُهَا ١

سُورة ناس آهي هن ۾ ڇهه آيتون آهن

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

الله نهايت مهربان ٻاجهاري جي نالي سان (شروع). ف١

قُلْ اَعُوْذُ بِرَبِّ النَّاسِ ۙ﴿١﴾ مَلِكِ النَّاسِ ۙ﴿٢﴾ اِلٰهِ النَّاسِ ۙ﴿٣﴾

تون چئو مان انجي پناهه ۾ آيس جيڪو سمورن ماڻهن جو رب ف٢ سمورن ماڻهن جو بادشاهه ف٣ سمورن ماڻهن جو خدا آهي ف٤

مِنْ شَرِّ الْوَسْوَاسِ ۵ الْخَنَّاسِ ۙ﴿٤﴾ الَّذِيْ يُوَسْوِسُ فِيْ

انجي شر کان جيڪو دل ۾ برا خيال وجهي ف٥ ۽ لڪي وڃي ف٦ جيڪي ماڻهن جي دلين

صُدُوْرِ النَّاسِ ۙ﴿٥﴾ مِنَ الْجِنَّةِ وَالنَّاسِ ﴿٦﴾

۾ وسوسا وجهن ٿا. جنن (جي جنس) ۽ ماڻهن مان. ف٧

دعائے ختم القرآن

اَللّٰهُمَّ اٰنِسْ وَحْشَتِيْ فِيْ قَبْرِيْ ○ اَللّٰهُمَّ ارْحَمْنِيْ بِالْقُرْاٰنِ الْعَظِيْمِ ○ وَاجْعَلْهُ لِيْ اِمَامًا وَّنُوْرًا وَّهُدًى وَّرَحْمَةً ○ اَللّٰهُمَّ ذَكِّرْنِيْ مِنْهُ مَا نَسِيْتُ وَعَلِّمْنِيْ مِنْهُ مَا جَهِلْتُ وَارْزُقْنِيْ تِلَاوَتَهٗ اٰنَآءَ الَّيْلِ وَ اٰنَآءَ النَّهَارِ وَاجْعَلْهُ لِيْ حُجَّةً يَّا رَبَّ الْعٰلَمِيْنَ ○ اٰمِيْن ○

منزل ٧

ف٥ جو ته اهو قديم آهي ۽ پيدا ٿيڻ حادث جو شان آهي ف٦ يعني ڪير ان جو مثل ۽ برابر نه آهي. هن سورت جي چند آيتن ۾ علم الاهيات جا نفيس ۽ اعلىٰ مطلب بيان فرمايا ويا جن جي تفصيلات سان ڪتب خانن جا ڪتب خانا ڀريا پيا آهن. ف١ سُورة الفلق مدني آهي ۽ هڪ قول هي آهي ته مڪي آهي (وَالْاَوَّلُ اَصَحُّ) هن سورت ۾ هڪ رڪوع، پنج آيتون، تيويهه ڪلما ۽ چوهتر حرف آهن. شان نزول: هي سورت ۽ سورة الناس جيڪا هن کان پوءِ آهي، هي اُن وقت نازل ٿيون، جڏهن لبيد بن اعصم يهودي ۽ سندس ڌيئرن محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن تي جادو ڪيو ۽ حضور انور جن جي جسم مبارڪ ۽ ظاهري عضون تي اُن جو اثر ٿيو، دل، عقل ۽ اعتقاد تي ڪجهه اثر نه ٿيو، چند ڏينهن کان پوءِ جبرئيل امين آيو ۽ عرض ڪيائين ته هڪ يهودي اوهان تي جادو ڪيو آهي ۽ جادو جو جيڪو ڪجهه سامان آهي، اهو فلاڻي کوهه ۾ پٿر جي هيٺان دٻايو ويو آهي. حضور محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن حضرت علي المرتضيٰ رضي الله تعاليٰ عنه کي موڪليو. ان کوهه جي پاڻي ڪيڍڻ کان پوءِ پٿر کنيو، ان جي هيٺان کجي جي کاٻر جي ٿيلهي ظاهر ٿي، جنهن ۾ محبوب پاڪ جن جا وار مبارڪ، جيڪي ڦڻيءَ مان برآمد ٿيا هئا ۽ سندن ڦڻي مبارڪ جا چند ڏندا ۽ هڪ ڌاڳو يا ڪمان جو چلو، جنهن ۾ ٻارهن ڳنڍيون لڳل هيون ۽ موم جو پتلو، جنهن ۾ ٻارهن سُيون چڀيل هيون، اهو سمورو سامان پٿر جي هيٺان نڪتو ۽ محبوب پاڪ جن جي خدمت ۾ حاضر ڪيو ويو. الله تعاليٰ اهي ٻئي سورتون نازل فرمايون. انهن ٻنهي سورتن ۾ ٻارهن آيتون آهن. پنج سورة الفلق ۽ ڇهه سورة الناس ۾، هر هڪ آيت جي پڙهڻ سان هڪ هڪ ڳنڍ کلندي ويندي هئي ايستائين جو سڀ ڳنڍيون کلي ويون ۽ حضور انور جن بالڪل تندرست ٿي ويا. مسئلو: تعويذ ۽ عمل جنهن ۾ ڪو ڪلمو شرڪ يا ڪفر جو نه هجي، جائز آهي، خاص ڪري اهي عمل جيڪي قرآني آيتن سان ڪيا وڃن يا حديثن ۾ وارد ٿيل هجن. حديث شريف ۾ آهي ته اسماء بنت عميس عرض ڪيو يا رسول الله صلي الله تعاليٰ عليك وسلم! جعفر جي ٻارن کي جلد جلد نظر ٿيندي آهي، ڇا مون کي اجازت آهي ته انهن لاءِ عمل ڪريان. حضور انور جن اجازت ڏني (ترمذي). ف٢ تعوذ ۾ الله تعاليٰ جو ذڪر ان وصف سان ڪري آهي ته الله تعاليٰ صبح پيدا فرمائي رات جي اونداهي ختم فرمائي ٿو. اهو قادر آهي ته پناهه گهرڻ واري کي جن حالات کان خوف آهي تن کي دور فرمائي. جهڙي طرح اونداهي رات ۾ ماڻهو صبح جو انتظار ڪري ٿو، ايئن ئي خوف ڪندڙ امن ۽ راحت جو منتظر رهي ٿو. ان کان سواءِ صبح بي قرارن ۽ مجبورن جي دعائن جو ۽ انهن جي قبول ٿيڻ جو وقت آهي. پوءِ مراد هي ٿي ته جنهن وقت مصيبت ۽ غم وارن کي فراخي يا ڪشادگي ڏني ويجي ٿي ۽ دعائون قبول ڪيون وڃن ٿيون، مان اُن وقت جي پيدا ڪرڻ واري جي پناهه گهران ٿو. هڪ قول هي به آهي ته "فلق" جهنم ۾ هڪ وادي آهي. ف٣ جاندار هجي يا بي جان، مڪلف هجي يا غير مڪلف. ڪن مفسرن فرمايو ته مخلوق مان مراد هتي خاص ابليس آهي جنهن کان بدتر مخلوق ۾ ڪو به نه آهي ۽ جادو جا عمل انجي ۽ انجي مددگارن ۽ لشڪرن جي مدد سان پورا ٿين ٿا. ف٤ حضرت ام المؤمنين عائشه صديقه رضي الله تعاليٰ عنها کان روايت آهي ته محبوب رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن چنڊ جي طرف نظر ڪري ان کي فرمايو اي عائشه! الله جي پناهه انجي شر کان هي اونداهي وجهندڙ آهي، جڏهن لهي ٿو (ترمذي). يعني مهيني جي پڇاڙي ۾ جڏهن چنڊ لڪي وڃي ته جادوگر اهي عمل جيڪي بيمار ڪرڻ جي لاءِ آهن، انهيءَ وقت ۾ ڪيا وڃن ٿا. ف٥ يعني جادوگر عورتون جيڪي ڌاڳن ۾ ڳنڍيون لڳائي ڪري انهن ۾ جادو جا منتر پڙهي ڦوڪ ڏين ٿيون جيئن لبيد جون ڌيئرون. مسئلو: ڪڏهن ڪو ڌاڳو ڳنڍي ان تي ڳنڍ لڳائڻ، قرآني آيتون يا الله تعاليٰ جا نالا مبارڪ دم ڪرڻ جائز آهي. جمهور صحابه ڪرام ۽ تابعين انهيءَ تي آهن ۽ عائشه صديقه رضي الله تعاليٰ عنها جي حديث ۾ آهي ته جڏهن محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي اهل مان ڪو بيمار ٿيندو هو ته محبوب پاڪ جن معوذتين پڙهي ان تي دم فرمائيندا هئا. ف٦ حسد وارو اهو آهي جيڪو ٻي جي نعمت جي زوال جي تمنا ڪري. هتي حسد مان يهودي مراد آهن، جيڪي محبوب نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن سان حسد ڪندا هئا يا خاص لبيد بن اعصم يهودي. حسد بدترين صفت آهي ۽ اهوئي سڀ کان پهريون گناهه آهي جيڪو آسمان ۾ ابليس کان سرزد ٿيو ۽ زمين ۾ قابيل کان. ف١ سُورة الناس صحيح قول مطابق مدني آهي هن ۾ هڪ رڪوع، ڇهه آيتون، ويهه ڪلما ۽ اٺاسي حرف آهن. ف٢ سڀني جو خالق مالڪ هجڻ جي باوجود ذڪر ۾ انسانن جي تخصيص سندن تشريف (عزت) جي ڪري آهي جو انهن کي اشرف المخلوقات ڪيائين. ف٣ انهن جي ڪمن جي تدبير ڪرڻ وارو ف٤ جو الله ۽ معبود هجڻ انهيءَ سان خاص آهي ف٥ ان مان شيطان مراد آهي ف٦ هي انجي عادت آهي ته انسان جڏهن غافل ٿئي ٿو ته انجي دل ۾ وسوسا وجهي ٿو ۽ جڏهن انسان الله تعاليٰ جو ذڪر ڪري ٿو ته شيطان رهجي وڃي ٿو ۽ هٽي وڃي ٿو. ف٧ هي بيان آهي وسوسن وجهڻ واري شيطان جو، جو جنن مان به ٿئي ٿو ۽ انسانن مان به، جيئن شيطان جن انسانن کي وسوسن ۾ وجهن ٿا تيئن ئي انساني شيطان به ناصح ٿي ڪري ماڻهن جي دلين ۾ وسوسا وجهن ٿا، پوءِ اگر ماڻهو انهن وسوسن کي مڃي ته انجو سلسلو وڌي ويجي ٿو ۽ گهڻو گمراهه ڪن ٿا ۽ اگر ان کان متنفر ٿئي ٿو ته هٽي وڃن ٿا ۽ ٻيهر بي وڃن ٿا. ماڻهوءَ کي گهرجي ته جن شيطانن جي شر کان به پناهه گهري ۽ انساني شيطانن جي شر کان به. بخاري ۽ مسلم جي حديث ۾ آهي ته محبوب سيد عالم صلي الله تعاليٰ عليه وسلم جن جڏهن بستري مبارڪ تي تشريف آڻيندا هئا ته پنهنجي ٻنهي هٿ مبارڪ گڏ فرمائي انهن ۾ دم ڪندا هئا ۽ سورة الاخلاص ۽ معوذتين پڙهي پنهنجي مبارڪ هٿن کي مٿي مبارڪ کان وٺي پوري جسم اقدس تي ڦيريندا هئا جيستائين هٿ مبارڪ پهچي سگهندا هئا، اهو عمل ٽي دفعا فرمائيندا هئا. وَاللهُ تَعَالٰى اَعْلَمُ بِمُرَادِهٖ وَاَسْرَارِ كِتَابِهٖ وَاٰخِرُ دَعْوَانَا اَنِ الْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ وَاَفْضَلُ الصَّلٰوةِ وَاَزْكَى السَّلَامِ عَلٰى حَبِيْبِهٖ وَسَيِّدِ اَنْبِيَآئِهٖ وَرُسُلِهٖ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ اَجْمَعِيْنَ

ع ١/٥ ٣٨

ع ١/٦ ٣٩

# دُعَاءِ خَتْمِ الْقُرْاٰنِ

صَدَقَ اللّٰهُ الْعَلِیُّ الْعَظِیْمُ ○ وَصَدَقَ رَسُوْلُهُ النَّبِیُّ الْکَرِیْمُ ○ وَنَحْنُ عَلٰی ذٰلِکَ مِنَ الشّٰهِدِیْنَ ○
رَبَّنَا تَقَبَّلْ مِنَّا اِنَّکَ اَنْتَ السَّمِیْعُ الْعَلِیْمُ ○ اَللّٰهُمَّ ارْزُقْنَا بِکُلِّ حَرْفٍ مِّنَ الْقُرْاٰنِ حَلَاوَةً وَّبِکُلِّ
جُزْءٍ مِّنَ الْقُرْاٰنِ جَزَآءً اَللّٰهُمَّ ارْزُقْنَا بِالْاَلِفِ اُلْفَةً وَّبِالْبَآءِ بَرَکَةً وَّبِالتَّآءِ تَوْبَةً وَّبِالثَّآءِ ثَوَابًا
وَّبِالْجِیْمِ جَمَالًا وَّبِالْحَآءِ حِکْمَةً وَّبِالْخَآءِ خَیْرًا وَّبِالدَّالِ دَلِیْلًا وَّبِالذَّالِ ذَکَآءً وَّبِالرَّآءِ رَحْمَةً
وَّبِالزَّآءِ زَکٰوةً وَّبِالسِّیْنِ سَعَادَةً وَّبِالشِّیْنِ شِفَآءً وَّبِالصَّادِ صِدْقًا وَّبِالضَّادِ ضِیَآءً وَّبِالطَّآءِ
طَرَاوَةً وَّبِالظَّآءِ ظَفَرًا وَّبِالْعَیْنِ عِلْمًا وَّبِالْغَیْنِ غِنًی وَّبِالْفَآءِ فَلَاحًا وَّبِالْقَافِ قُرْبَةً وَّ
بِالْکَافِ کَرَامَةً وَّبِاللَّامِ لُطْفًا وَّبِالْمِیْمِ مَوْعِظَةً وَّبِالنُّوْنِ نُوْرًا وَّبِالْوَاوِ وُصْلَةً وَّبِالْهَآءِ
هِدَایَةً وَّبِالْیَآءِ یَقِیْنًا۔ اَللّٰهُمَّ انْفَعْنَا بِالْقُرْاٰنِ الْعَظِیْمِ ○ وَارْفَعْنَا بِالْاٰیٰتِ وَالذِّکْرِ الْحَکِیْمِ ○
وَتَقَبَّلْ مِنَّا قِرَآءَتَنَا وَتَجَاوَزْ عَنَّا مَا کَانَ فِیْ تِلَاوَةِ الْقُرْاٰنِ مِنْ خَطَاٍ اَوْ نِسْیَانٍ اَوْ تَحْرِیْفِ
کَلِمَةٍ عَنْ مَّوَاضِعِهَآ اَوْ تَقْدِیْمٍ اَوْ تَاْخِیْرٍ اَوْ زِیَادَةٍ اَوْ نُقْصَانٍ اَوْ تَاْوِیْلٍ عَلٰی غَیْرِ مَآ اَنْزَلْتَهٗ
عَلَیْهِ اَوْ رَیْبٍ اَوْ شَکٍّ اَوْ سَهْوٍ اَوْ سُوْٓءِ اِلْحَانٍ اَوْ تَعْجِیْلٍ عِنْدَ تِلَاوَةِ الْقُرْاٰنِ اَوْ کَسَلٍ اَوْ سُرْعَةٍ
اَوْ زَیْغِ لِسَانٍ اَوْ وَقْفٍ بِغَیْرِ وُقُوْفٍ اَوْ اِدْغَامٍ بِغَیْرِ مُدْغَمٍ اَوْ اِظْهَارٍ بِغَیْرِ بَیَانٍ اَوْ مَدٍّ اَوْ
تَشْدِیْدٍ اَوْ هَمْزَةٍ اَوْ جَزْمٍ اَوْ اِعْرَابٍ بِغَیْرِ مَا کَتَبَهٗ اَوْ قِلَّةِ رَغْبَةٍ وَّرَهْبَةٍ عِنْدَ اٰیَاتِ
الرَّحْمَةِ اَوْ اٰیَاتِ الْعَذَابِ فَاغْفِرْ لَنَا رَبَّنَا وَاکْتُبْنَا مَعَ الشّٰهِدِیْنَ ○ اَللّٰهُمَّ نَوِّرْ قُلُوْبَنَا بِالْقُرْاٰنِ
وَزَیِّنْ اَخْلَاقَنَا بِالْقُرْاٰنِ وَنَجِّنَا مِنَ النَّارِ بِالْقُرْاٰنِ وَاَدْخِلْنَا فِی الْجَنَّةِ بِالْقُرْاٰنِ اَللّٰهُمَّ اجْعَلِ
الْقُرْاٰنَ لَنَا فِی الدُّنْیَا قَرِیْنًا وَّفِی الْقَبْرِ مُوْنِسًا وَّعَلَی الصِّرَاطِ نُوْرًا وَّفِی الْجَنَّةِ رَفِیْقًا وَّمِنَ
النَّارِ سِتْرًا وَّحِجَابًا وَّاِلَی الْخَیْرٰتِ کُلِّهَا دَلِیْلًا فَاکْتُبْنَا عَلَی التَّمَامِ وَارْزُقْنَا اَدَآءً بِالْقَلْبِ
وَاللِّسَانِ وَحُبَّ الْخَیْرِ وَالسَّعَادَةِ وَالْبِشَارَةِ مِنَ الْاِیْمَانِ ○ وَصَلَّی اللّٰهُ تَعَالٰی عَلٰی خَیْرِ
خَلْقِهٖ مُحَمَّدٍ مَّظْهَرِ لُطْفِهٖ وَنُوْرِ عَرْشِهٖ سَیِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ اَجْمَعِیْنَ
وَسَلِّمْ تَسْلِیْمًا کَثِیْرًا کَثِیْرًا اَبَدًا

# قرآن مجيد جي وقفن جون نشانيون!

هر زبان جا ماڻهون جڏهن پنهنجي ٻولي ۾ گفتگو ڪندا آهن ته ڪٿي بيهندا ۽ ڪٿي نه بيهندا، ۽ ڪٿي ٿورو ته ڪٿي گهڻو بيهندا آهن اهڙيءَ بيهڻ ۽ نه بيهڻ کي ڳالهه جي صحيح بيان ۽ ان جي مطلب سمجهڻ ۾ وڏو دخل آهي. قرآن مجيد جي عبارت ٻه گفتگو جي انداز ۾ واقع ٿيل آهي ان ڪري علم وارن ان جي بيهڻ ۽ نه بيهڻ جون نشانيون مقرر ڪيون آهن جن کي قرآن مجيد جي وقفن جون نشانيون چيو وڃي ٿو، قرآن پاڪ جي تلاوت ڪندڙ کي انهن نشانين جو لحاظ ضرور رکڻو آهي.

○ جتي ڳالهه پوري ٿي وڃي اتي ننڍو دائرو لکندا آهن هي حقيقت ۾ گول ة آهي ۽ هيءَ وقف تام جي نشاني آهي يعني هتي بيهڻ گهرجي، هاڻ ة ته نه ٿي لکجي، ننڍڙو دائرو لکيو وڃي ٿو، هن کي آيت چوندا آهن.

**م** هيءَ وقف لازم جي نشاني آهي هتي ضرور بيهڻ گهرجي، نه بيهبو ته هڪ جو ٻيو مطلب ٿي ويندو.

**ط** وقف مطلق جي نشاني آهي هتي بيهڻ گهرجي مگر هيءَ نشاني اتي هوندي آهي جتي مطلب پورو نه ٿيندو ۽ ڳالهائيندڙ اڃان ڪجهه چوڻ گهرندو آهي.

**ج** وقف جائز جي نشاني آهي هتي بيهڻ بهتر آهي.

**ز** وقف مجوز جي نشاني آهي هتي نه بيهڻ بهتر آهي.

**ص** وقف مرخص جي نشاني آهي هتي ملائي پڙهڻ گهرجي، پر جي ڪو ٿڪجي بيهندو ته اجازت آهي. ۽ ز جي بنسبت ص ملائي پڙهڻ تي ترجيح رکي ٿو.

**صلے** اَلْوَصْلُ اَوْلٰی جو اختصار آهي هتي ملائي پڙهڻ بهتر آهي.

**ق** قِيْلَ عَلَيْهِ الْوَقْفُ جو اختصار آهي هتي نه بيهڻو آهي.

**صل** قَدْ يُوْصَلُ جي نشاني آهي هتي ڪڏهن بيهبو آهي ته ڪڏهن ڪونه! مگر هتي بيهڻ بهتر آهي.

**قف** هي لفظ قِفْ آهي، يعني بيهي رهه! ۽ هي نشاني اتي ڏنل هوندي آهي جتي ملائي پڙهڻ جو احتمال هجي.

**س يا سڪتة**: هي سڪته جي نشاني آهي هتي ٿورو دم ڪٽبو پر ساهه نه ٽٽڻ گهرجي.

**وقفه** ڏگهي سڪته جي نشاني آهي هتي سڪته جي بنسبت وڌيڪ بيهبو، پر دم نه ٽوڙجي سڪته ۽ وقفه ۾ هي فرق آهي ته سڪته ۾ ٿورو ۽ وقفه ۾ گهٽو بيهبو آهي.

**لا** لا جي معنيٰ نه آهي هيءَ نشاني ڪٿي آيت جي مٿان ۽ ڪٿي عبارت جي اندر استعمال ڪئي ويندي آهي، عبارت اندر هجي ته هرگز نه بيهڻ گهرجي، آيت جي مٿان هجي ته اختلاف آهي، ڪن وٽ بيهڻ ۽ ڪن وٽ نه بيهڻ گهرجي ليڪن ٻنهي صورتن ۾ مطلب نه ٿو بدلجي ۽ عبارت اندر هجي ته اتي وقف نه ڪرڻ گهرجي.

**ڪ** ڪذالڪ جي نشاني آهي يعني جيڪا رمز پهريان آهي اهائي هت به سمجهي وڃي.

# ضروري هدايت

قرآن پاڪ جي تلاوت ۾ زير زبر ۽ پيش وغيره جي ادائگي ۾ احتياط ڪرڻ نهايت ضروري آهي. قرآن پاڪ ۾ ويهه مقام اهڙا آهن جن جي پڙهڻ ۾ معمولي بي احتياطي ۽ غلطي ٿيڻ سان ڪفر جو ڪلمو صادر ٿي وڃي ٿو ڇو ته زير زبر ۽ پيش جي صحيح ادائگي ۾ غلطي ۽ فرق ٿي وڃڻ سان انهن مقامن تي معنىٰ ۾ اهڙي تبديلي ٿي وڃي ٿي جو اها ڪبيرو گناه ڳڻجي ٿي. بلڪ چاڻي وارا انهن مقامن کي غلط پڙهڻ سان ڪفر لازم ٿئي ٿو. ۽ اهي مقام هي آهن:

| نمبر شمار | مقام | صحيح | غلط |
|---|---|---|---|
| ١ | سورة الفاتحة | اَنْعَمْتَ عَلَيْهِمْ | اَنْعَمْتُ عَلَيْهِمْ |
| ٢ | 〃 〃 | اِيَّاكَ نَعْبُدُ | اِيَاكَ نَعْبُدُ (بغير شد) |
| ٣ | سورة البقرة ع ١٥ | وَاِذِ ابْتَلٰى اِبْرٰهِيْمَ رَبُّهٗ | اِبْرَاهِيْمُ رَبَّهٗ |
| ٤ | 〃 〃 〃 ٣٣ | قَتَلَ دَاوٗدُ جَالُوْتَ | قَتَلَ دَاوٗدَ جَالُوْتُ |
| ٥ | 〃 〃 آية الكرسي | اَللّٰهُ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ط | اَللّٰهُ (مد سان) |
| ٦ | 〃 〃 ع ٣٦ | وَاللّٰهُ يُضٰعِفُ | وَاللّٰهُ يُضَاعَفُ |
| ٧ | سورة النساء ع ٢٣ | رُسُلًا مُّبَشِّرِيْنَ وَمُنْذِرِيْنَ | مُبَشَّرِيْنَ وَ مُنْذَرِيْنَ |
| ٨ | سورة التوبة ع ١ | مِنَ الْمُشْرِكِيْنَ وَرَسُوْلُهٗ | وَرَسُوْلِهٖ |
| ٩ | سورة بنى اسرائيل ع ٢ | وَمَا كُنَّا مُعَذِّبِيْنَ | مُعَذَّبِيْنَ |
| ١٠ | سورة طٰه ع ٧ | وَعَصٰى اٰدَمُ رَبَّهٗ | اٰدَمَ رَبُّهٗ |
| ١١ | سورة الانبياء ع ٦ | اِنِّيْ كُنْتُ مِنَ الظّٰلِمِيْنَ | اِنِّيْ كُنْتَ |
| ١٢ | سورة الشعرآء ع ١١ | لِتَكُوْنَ مِنَ الْمُنْذِرِيْنَ | مِنَ الْمُنْذَرِيْنَ |
| ١٣ | سورة الفاطر ع ٤ | يَخْشَى اللّٰهَ مِنْ عِبَادِهِ الْعُلَمٰٓؤُا | يَخْشَى اللّٰهُ مِنْ عِبَادِهِ الْعُلَمَاءَ |
| ١٤ | سورة صافات ع ٢ | فِيْهِمْ مُّنْذِرِيْنَ | مُنْذَرِيْنَ |
| ١٥ | سورة الفتح ع ٤ | صَدَقَ اللّٰهُ رَسُوْلَهٗ | صَدَقَ اللّٰهَ رَسُوْلُهٗ |
| ١٦ | سورة الحشر ع ٣ | مُصَوِّرُ | مُصَوَّرُ |
| ١٧ | سورة الحاقة ع ١ | اِلَّا الْخٰطِئُوْنَ | اِلَّا الْخَاطَئُوْنَ |
| ١٨ | سورة المزمل ع ١ | فَعَصٰى فِرْعَوْنُ الرَّسُوْلَ | فِرْعَوْنَ الرَّسُوْلُ |
| ١٩ | سورة المرسلات ع ٢ | فِيْ ظِلٰلٍ | فِيْ ضَلَالٍ |
| ٢٠ | سورة النازعات ع ٢ | اِنَّمَآ اَنْتَ مُنْذِرُ | اَنْتَ مُنْذَرُ |

# قرآنِ مجيد جي سورتن جي فهرست

# رجسٽريشن سرٽيفڪيٽ

## محڪمه اوقاف حڪومت پنجاب — لاهور

رجسٽريشن نمبر ٩٣ — تاريخ اجراء ١٨ مارچ ١٩٧٨ء

ترتيب نمبر ڊي-يو-اي-٢ (١٤) الف ار-ن-ڪ/ ٩٣ تصديق ثي ڪجي ته ميسرز ضياء القرآن پبليڪيشنز گنج بخش روڊ، لاهور، کي اشاعت قرآن پاڪ جي (طباعتي غلطين کان مبرا) ايڪٽ ايل، آئي، وي (١٩٧٣ء) هيٺ بطور ”ناشر قرآن“ رجسٽر ڪيو آهي

دستخط ناظم اعلىٰ

محڪمه اوقاف پنجاب لاهور

# عرض ناشر

الله رب العزة جي ڪرم نوازيءَ سان اداره ضياء القرآن پبليڪيشنز، ٿوري عرصي ۾ قرآن پاڪ جي اشاعت ۾ جيڪو اعلىٰ معيار قائم ڪيو آهي، اهو اداري جي ڪارڪنن جي انٿڪ محنت جو نتيجو آهي. اسان جي امڪان آهر ڪوشش هوندي آهي ته قرآن مجيد جي طباعت، ڪتابت ۽ جلد بنديءَ ۾ ڪنهن به قسم جي ڪا غلطي نه هجي، ڪنزالايمان سنڌي ترجمه سان اداره جي هڪ نئين پيشڪش آهي هن جي تصحيح ۽ تزئين ۾ پڻ وت آهر ڪوشش ڪئي وئي آهي، مگر جڏهن ته انسان خطاء ۽ وسير جو پتلو آهي، ان ڪري ازحد ڪوشش باوجود غلطين جو رهجي وڃڻ ممڪن آهي ان لاءِ پڙهندڙن جي خدمت ۾ التماس آهي ته غير اراده غلطي کي درگذر ۽ درست ڪري ازراهِ ڪرم ان کان اسان کي مطلع ڪندا ۽ قرآن پاڪ جي درست اشاعت ۾ اداره سان تعاون فرمائي اجر دارين حاصل ڪندا.

محمد حفيظ البرڪات شاه

جنرل مينيجر ضياء القرآن پبليڪيشنز لاهور

بقره ۾ هزار امر، هزار نهي، هزار حڪم ۽ هزار خبرون آهن. هن جي حاصل ڪرڻ ۾ برڪت ۽ ڇڏڻ ۾ حسرت آهي. اهلِ باطل جادوگرهن جي طاقت نٿا رکن، جنهن گهر ۾ هيءَ سورة پڙهي وڃي ته ٽن ڏينهن تائين سرڪش شيطان ان ۾ داخل نه ٿيندو. مسلم شريف جي حديث ۾ آهي ته شيطان ان گهر کان پري ڀڄندو آهي جنهن ۾ هيءَ سورة پڙهي وڃي (جمل). بيهقي ۽ سعيد بن منصور حضرت مغيره کان روايت ڪئي ته جيڪو شخص سمهڻ وقت سورة بقره جون ڏهه آيتون پڙهندو ۽ قرآن شريف کي نه وساريندو. اهي آيتون هي آهن: چار پهريون آيتون ۽ آية الڪرسي، ٻه ان کان پوءِ واريون ۽ ٽي سورة جي پڇاڙيءَ واريون. مسئلو:- طبراني ۽ بيهقي، حضرت ابن عمر رضى الله تعالىٰ عنهما کان روايت ڪئي ته حضور عليه الصّلوٰة والسّلام جن فرمايو ته ميت کي دفن ڪري قبر جي سيراندي کان سورة بقره جون پهريون آيتون ۽ پيراندي کان پويون آيتون پڙهو. شان نزول: الله تعالىٰ پنهنجي حبيب صلى الله عليه وآله وسلم جن سان هڪ اهڙو ڪتاب نازل ڪرڻ جو وعدو فرمايو هو جيڪو نه پاڻيءَ سان ڌوئي مٽائي سگهجي، نه پراڻو ٿئي. جڏهن قرآن پاڪ نازل ٿيو ته فرمايائين ذَالِكَ الْكِتٰبُ، اهو وعدي وارو ڪتاب هي آهي. هڪ قول هي آهي ته الله تعالىٰ بني اسرائيل سان هڪ ڪتاب نازل ڪرڻ جو ۽ بني اسماعيل منجهان رسول موڪلڻ جو وعدو فرمايو هو. جڏهن حضور جن مديني طيبه هجرت فرمائي، جتي يهودي گهڻا هئا ته الٓمّٓ ذَالِكَ الْكِتٰبُ نازل فرمائي ان وعدي جي پوري ٿيڻ جي خبر ڏني (خازن). ف۲ الٓمّٓ: سورتن جي منڍ ۾ جيڪي حروفِ مقطعات آهن تن جي لاءِ صحيح قول هيءُ آهي ته اهي اسرارِ الاهي ۽ متشابهات منجهان آهن، جن جو مقصد الله ۽ ان جي رسول کي معلوم آهي. اسان جي برحق هجڻ تي ايمان آڻيون ٿا. ف۳ ان ڪري ته شڪ ان ۾ هوندو آهي، جنهن تي دليل نه هجي. قرآن پاڪ اهڙا واضح ۽ مضبوط دليل رکي ٿو، جيڪي عقلمند انصاف واري کي هن جي ڪتابِ الاهي ۽ برحق هجڻ جي يقين تي مجبور ڪن ٿا ته هي ڪتاب ڪنهن به طرح شڪ قبول ڪندڙ نه آهي. جهڙيءَ طرح انڌي جي انڪار سان سج جي وجود تي شڪ نه ٿو ڪري سگهجي، اهڙيءَ طرح اناڙي ڪارا ڻيل دل جي شڪ ۽ انڪار سان هي ڪتاب مشڪوڪ نٿو ٿي سگهي. ف۴ هُدًى لِّلْمُتَّقِيْنَ: جيتوڻيڪ قرآن ڪريم جي هدايت هر ڏسندڙ جي لاءِ عام آهي مؤمن هجي يا ڪافر جيئن ته ٻي آيت ۾ فرمايائين هُدًى لِّلنَّاسِ پر جڏهن ته ان مان نفعو فقط تقويٰ وارن کي ملندو آهي، ان ڪري هُدًى لِّلْمُتَّقِيْنَ ارشاد ٿيو. جيئن چوندا آهن ته بارش ساوڪ جي لاءِ آهي يعني ان مان نفعو ساوڪ کي ملندو آهي جيتوڻيڪ ڪلر ۽ غيرآباد زمين تي به برسندي آهي. تقويٰ جون ڪيترئي معنائون آهن، نفس کي خوف وارين شين کان بچائڻ ۽ شريعت ۾ نفس کي گناهن کان بچائڻ. حضرت ابن عباس رضى الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته پرهيزگار اهو آهي، جيڪو شرڪ، ڪبيرن گناهن ۽ بي حيائيءَ جي ڪمن کان بچي. ڪن چيو ته متقي اهو آهي، جيڪو پاڻ کي ٻين کان بهتر نه سمجهي. ڪن جو چوڻ آهي ته تقويٰ حرام شين کي ڇڏڻ آهي ۽ فرضن جي ادا ڪرڻ جو نالو آهي. ڪن وٽ گناهن تي اصرار ۽ عبادت تي وڏائي جو ڇڏڻ تقويٰ آهي. ڪن چيو ته تقويٰ هي آهي ته تنهنجو مالڪ توکي اتي نه ڏسي جتي توکي منع فرمائي اٿس. هڪ قول هيءُ آهي ته تقويٰ حضور عليه الصّلوٰة والتسليم ۽ صحابه رضى الله عنهم جي پيرويءَ جو نالو آهي (خازن). تقويٰ جا اهي سمورا مفهوم هڪ ٻئي سان مناسبت رکن ٿا ۽ حقيقتاً انهن ۾ ڪو فرق نه آهي. تقويٰ جا درجا: عوام جي تقويٰ ايمان آڻي ڪفر کان بچڻ، درمياني ماڻهن (نيڪن) جي امر ۽ نهي جي اطاعت ۽ خاصن جي تقويٰ هر ان شيءِ کي ڇڏي ڏيڻ آهي جيڪا الله تعالىٰ کان غافل رکي (جمل). حضرت مترجم قدس سره فرمايو ته تقويٰ ست قسم آهي. ۱. ڪفر کان بچڻ، جيڪو خدا جي فضل سان هر مسلمان کي حاصل آهي. ۲. بدمذهبيءَ کان بچڻ جيڪو هر سنيءَ کي نصيب آهي. ۳. هر ڪبيره کان بچڻ. ۴. هر صغيره کان بچڻ. ۵. شبهات کان پاسو ڪرڻ. ۶. شهوتن کان بچڻ. ۷. غير جي طرف واجهائڻ کان بچڻ. هي ورڪن وڏن خاص شخصيتن جو درجو آهي ۽ قرآن عظيم ستن ئي درجن جو هادي آهي. ف۵ الَّذِيْنَ يُؤْمِنُوْنَ بِالْغَيْبِ: هتان کان مُفْلِحُوْنَ تائين چار آيتون خالص مؤمنن جي حق ۾ آهن جيڪي ظاهراً ۽ باطناً ايماندار آهن. ان کان پوءِ ٻه آيتون کليل ڪافرن جي حق ۾ آهن، جيڪي ظاهراً ۽ باطناً ڪافر آهن. ان کان پوءِ وَمِنَ النَّاسِ کان تيرهن آيتون منافقن جي حق ۾ آهن، جيڪي باطن ۾ ڪافر آهن ۽ پاڻ کي مؤمن ظاهر ڪندا آهن (جمل). غيب مصدر يا اسم فاعل جي معنىٰ ۾ آهي، ان صورت ۾ غيب اهو آهي جيڪو عقل ۽ حواس سان بديهي طرح معلوم ٿي نه سگهي، ان جا ٻه قسم آهن: ۱. اهو جنهن تي دليل نه هجي (ڪو به دليل). اهو علم غيب ذاتي آهي ۽ اهوئي مراد آهي. عِنْدَهٗ مَفَاتِحُ الْغَيْبِ لَا يَعْلَمُهَا اِلَّا هُوَ آيت ۾ ۽ انهن سمورين آيتن ۾ جن ۾ علم غيب جي غير خدا کان نفي ڪئي وئي آهي، ان قسم جو علم غيب يعني ذاتي، جنهن تي ڪو به دليل نه هجي، الله تعالىٰ سان خاص آهي. غيب جو ٻيو قسم اهو آهي جنهن تي دليل هجي جيئن ڪائنات کي پيدا ڪندڙ ۽ سندس صفتون، خبرون ۽ سندن متعلقا احڪام ۽ آخرت جو ڏينهن ۽ سندس احوال مرڻ بعد جيئرو ٿيڻ، قيامت جي ڏينهن گڏ ٿيڻ ۽ حساب ۽ جزا جو علم جنهن تي دليل قائم آهن ۽ جيڪو الله جي سيکارڻ سان حاصل ٿئي ٿو هتي اهوئي مراد آهي. هن ٻئي قسم جا غيب جيڪي ايمان سان واسطو رکن ٿا، انهن جو علم ۽ يقين هر مؤمن کي حاصل آهي، جيڪڏهن نه هجي ته ماڻهو مؤمن نه ٿي سگهي ۽ الله تعالىٰ پنهنجن مقرب ٻانهن، نبين ۽ ولين تي جيڪي غيب جا در واز کولي ٿو، اهو انهيءَ قسم جو غيب آهي يا غيب مصدري معنىٰ ۾ رکيو وڃي ۽ غيب جو صلو مؤمن به (جنهن تي ايمان آندو وڃي) قرار ڏنو وڃي يا باءِ کي متلبسين محذوف سان متعلق ڪري حال قرار ڏنو وڃي. پهرين صورت ۾ آيت جي معنىٰ هيءُ ٿيندي، جيڪي اڻ ڏٺي ايمان آڻين جيئن حضرت مترجم قدس سره ترجمو ڪيو آهي. ٻيءَ صورت ۾ معنىٰ هي ٿيندي، جيڪي مؤمن جي پرپٺ ايمان آڻين يعني انهن جو ايمان منافقن وانگر مؤمنن کي ڏيکارڻ لاءِ نه هجي بلڪ اهي مخلص هجن، غائب، حاضر حال ۾ مؤمن رهن. غيب جي تفسير ۾ هڪ قول هيءُ به آهي ته غيب مان مراد دل آهي. هن صورت ۾ معنىٰ هيءُ ٿيندي ته اهي دل سان ايمان آڻين (جمل). ايمان:- جن شين جي نسبت هدايت ۽ يقين سان معلوم ته هي دين محمديءَ مان آهن، انهن سڀني کي مڃڻ ۽ دل سان تصديق ڪرڻ ۽ زبان سان اقرار ڪرڻ جو نالو صحيح ايمان آهي. عمل ايمان ۾ داخل نه آهي، ان ڪري يُؤْمِنُوْنَ بِالْغَيْبِ کان پوءِ يُقِيْمُوْنَ الصَّلٰوةَ فرمايائين. ف۶ نماز جي قائم رکڻ مان مراد هي آهي ته ان تي هميشگي ڪن ٿا ۽ ٺيڪ وقتن تي پابنديءَ سان ان جا رڪن پورا ادا ڪن ٿا ۽ فرضن، سنتن ۽ مستحبن جي حفاظت ڪن ٿا، ڪنهن ۾ خلل اچڻ نٿا ڏين، مفسدات ۽ مڪروهات کان ان کي بچائن ٿا ۽ ان جا حق چڱيءَ طرح ادا ڪن ٿا. نماز جا حق ٻن قسمن جا آهن: ۱. ظاهري، اهي ته هي آهن جيڪي ذڪر ٿيا. ۲. باطني، اهي خشوع ۽ حضور يعني دل کي فارغ ڪري پوريءَ طرح حق جي بارگاهه ۾ متوجه ٿي وڃڻ ۽ عرض ونياز ۽ مناجات ۾ محويت حاصل ڪرڻ آهن. ف۷ خدا جي واٽ ۾ خرچ ڪرڻ مان مراد زڪوٰة آهي، جيئن ٻي جاءِ تي فرمايائين يُقِيْمُوْنَ الصَّلٰوةَ وَيُؤْتُوْنَ الزَّكٰوةَ يا مطلق خرچ توڙي فرض ۽ واجب هجي جيئن زڪوٰة، نذر ۽ پنهنجي اهل جو خرچ وغيره توڙي مستحب جيئن نفلي صدقات، مئلن کي ايصال ثواب. مسئلو:- يارهين، ٽيجهو ۽ چاليهو وغيره به هن ۾ داخل آهن ۽ قرآن پاڪ ۽ ڪلمي شريف جو پڙهڻ نيڪيءَ سان گڏ ٻي نيڪي ملائي اجر ۽ ثواب وڌائيندو آهي. مسئلو: مِمَّا ۾ مِن تبعيضيه هن طرف اشارو ٿي ڪري ته خرچ ۾ اسراف منع آهي يعني خرچ توڙي نفس تي هجي يا پنهنجي اهل تي يا ڪنهن ٻئي تي، درميان هجي، اسراف نه ٿي وڃي. رَزَقْنٰهُمْ جي تقديم ۽ رزق کي پنهنجي طرف نسبت فرمائي ظاهر ڪيائين ته مال توهان جو پيدا ڪيل نه آهي، اسان جو عطا ڪيل آهي. ان کي جيڪڏهن اسان جي حڪم سان اسان جي واٽ ۾ خرچ نه ڪندؤ ته توهان نهايت ئي بخيل آهيو ۽ هي بخيلي نهايت بڇڙي. ف۸ هن آيت ۾ اهلِ ڪتاب مان مراد اهي مؤمن آهن جن پنهنجي ڪتاب ۽ سمورين اڳين آسماني ڪتابن ۽ نبين سڳورن جي وحي تي ايمان آندو ۽ قرآن پاڪ تي به ۽ وَمَآ اُنْزِلَ اِلَيْكَ مان پورو قرآن ۽ پوري شريعت مراد آهي (جمل). مسئلو: جهڙيءَ طرح قرآن پاڪ تي ايمان آڻڻ هر مڪلف تي فرض آهي، اهڙيءَ طرح اڳين ڪتابن تي ايمان آڻڻ به ضروري آهي، جيڪي الله تعالىٰ حضور عليه الصّلوٰة والسّلام کان اڳ انبياء عليهم السّلام تي نازل فرمايا، البت انهن جا جيڪي احڪام اسان جي شريعت ۾ منسوخ ٿي ويا، انهن تي عمل صحيح نه آهي مگر ايمان ضروري آهي. مثلاً اڳين شريعتن ۾ بيت المقدس قبلو هو، ان تي ايمان آڻڻ ته اسان لاءِ ضروري آهي مگر عمل يعني نماز ۾ بيت المقدس جي طرف منهن ڪرڻ جائز نه آهي ۽ منسوخ ٿي چڪو. مسئلو: قرآن ڪريم

باقي صفحه ۵

بقايا صفحه ١٣

جي جاءِ آهي، انهيءَ ۾ بيت المقدس آهي، ان کي عمالقه کان آزاد ڪرائڻ جي لاءِ جهاد ڪريو ۽ مصر ڇڏي اُنهيءَ وطن تا هيو. مصر جو ڇڏڻ بني اسرائيلن تي نهايت سخت هو، پهريائين ته انهن انهيءَ ۾ سوچ ويچار ڪيو ۽ جڏهن جبر ۽ مجبوريءَ سان حضرت موسىٰ ۽ حضرت هارون عليهما السلام جي سو پائي سان ته روانا ٿيا ته وات ۾ جيڪا سختي ۽ ڏکيائي پيش ايندي رهي، حضرت موسىٰ عليه السلام کي شڪايتون ڏيندا هليا، جڏهن ان ميدان ۾ پهتا، جتي نه ساوڪ هئي، نه پاڃو، نه اناج کڏهو ۽ اتي اس جي گرميءَ ۽ بُک جي شڪايت ڪيائون. الله تعالىٰ حضرت موسىٰ عليه السلام جي دعا سان سفيد ڪڪر کي انهن جو سايو بڻايائين (ڇانوَ ڪندڙ) ٿيا ڏينهن جيڪو رات ڏينهن انهن سان گڏ هلندو هو، رات جو انهن جي لاءِ نوري ٿنڀو لهندو هو، جنهن جي روشنيءَ ۾ ڪم ڪندا هئا. انهن جا ڪپڙا ميرا ۽ پراڻا نه ٿيندا هئا، نهن ۽ وار نه وڌندا هئا، ان سفر ۾ جيڪو ٻار پيدا ٿيندو هو ته ان جو لباس به ان سان گڏ* هڪ مني شيءِ هئي، روزانو صبح صادق کان ولي سج جي اڀرڻ تائين هر شخص جي لاءِ هڪ ٽوپي جيتري آسمان تان لهندي هئي. ماڻهو ان کي چادرن ۾ وٺي سحو ڏينهن کائيندا رهندا هئا. سلوىٰ هڪ ننڍو پکي ٿيندو آهي، ان کي هوا آڻيندي هئي، هي شڪار ڪري کائيندا هئا، ٻئي شيون ڇنڇر تي ايندا يون ئي نه هيون. باقي هر ڏينهن پهچنديون هيون. جمعي جي ڏينهن ٻين ڏينهن کان ٻيڻيون ايندبون هيون. حڪم هي هو ته جمعي جي ڏينهن ڇنڇر جي لاءِ به ضرورت مطابق جمع ڪريو، مگر هڪ ڏينهن کان زياده جو جمع نه ڪريو. بني اسرائيلن انهن نعمتن جي ناشڪري ڪئي ذخيرا گڏ ڪيائون اهي سڙي ويا ۽ انهن جي آمد بند ڪئي ويئي. هي انهن پنهنجو ئي نقصان ڪيو. جو دنيا ۾ نعمت کان محروم ۽ آخرت ۾ عذاب جا حقدار ٿيا. ٩٤هن ڳوٺ ما بيت المقدس مراد آهي يا اريحا جيڪو بيت المقدس جي ويجهو آهي جنهن ۾ عمالقه آباد هئا ۽ ان کي خالي ڪري ويا، اتي اناج ۽ ميوا گهڻا هئا. ٩٥هي دروازو انهن جي لاءِ ڪعبي جي بمنزل هو. ان ۾ داخل ٿيڻ ۽ ان جي طرف سجدو ڪرڻ گناهن جي ڪفاري جو سبب قرار ڏنو ويو. ٩٦مسئلو: هن آيت مان معلوم ٿيو ته زبان سان بخشش گهرڻ ۽ بدني عبادت سجدو وغيره بجا آڻڻ توبه جي پورائي ڪندڙ آهي. مسئلو: هي به معلوم ٿيو ته مشهور گناه جي توبه اعلان سان هئڻ گهرجي. مسئلو: هي به معلوم ٿيو ته برڪت واريون جايون جيڪي الله جي رحمت وارد ٿيڻ جون جايون آهن. اتي توبه ڪرڻ ۽ طاعت بجا آڻڻ نيڪ ثمرات ۽ جلدي قبول ٿيڻ جو سبب هونديون آهن. (فتح العزيز) انهيءَ ڪري صالحن جو دستور رهيو آهي ته نبين جي ڄمڻ جي جاءِ ۽ مزارات تي حاضر ٿي ڪري استغفار ۽ عبادت بجا آڻيندا آهن. عرس ۽ زيارت ۾ به هي فائدو متصور آهي. ٩٧بخاري ۽ مسلم جي حديث ۾ آهي ته بني اسرائيلن کي حڪم ٿيو هو ته دروازي ۾ سجدو ڪندي داخل ٿيو ۽ زبان سان حِطَّةٌ توبه ۽ استغفار جو ڪلمو چوندا وڃو. انهن بنهي حڪمن جي مخالفت ڪئي، داخل ته ٿيا مگر چيلڙن ۽ توبه جي ڪلمي جي بجاءِ مسخريءَ سان حَبَّةٌ فِيْ شَعْرَةٍ چيائون، جنهن جي معنىٰ آهي (وار ۾ داڻو). ٩٨هي طاعون عذاب هو، جنهن سان هڪ گهڙيءَ ۾ چوويهه هزار هلاڪ ٿي ويا. مسئلو: صحاح جي حديث ۾ آهي ته طاعون اڳين امتن جي عذاب جو رهيل حصو آهي. جڏهن توهان جي شهر ۾ واقع ٿئي، اتان نه ڀڄو، ٻئي شهر ۾ هجي ته اوڏانهن نه وڃو. مسئلو: صحيح حديث ۾ آهي ته جيڪي ماڻهو وبا جي مقام ۾ الله جي رضا تي صبر ڪندڙ رهيا جيڪڏهن اهي وبا کان محفوظ رهيا ته به انهن کي شهادت جو ثواب ملندو. ٩٩جڏهن بني اسرائيلن سفر ۾ پاڻيءَ نه لڌو ۽ اڃ جي شڪايت ڪيائون. حضرت موسىٰ عليه السلام کي حڪم ٿيو ته پنهنجي لٺ پٿر تي هڻو، پاڻ سان گڏ هڪ چوڪنڊو پٿر هيس، جڏهن به پاڻيءَ جي ضرورت پئي ته هو پاڻ ان تي لٺ هڻي پيو ان مان ٻارنهن چشما جاري ٿيئن پيا ۽ سمورا دادل ٿي ٿيا. هي وڏو معجزو آهي پر نبين جي سردار حضرت محمد صلى الله تعالىٰ عليه وسلم جي آڱر مبارڪ مان چشمو جاري فرمائي وڏي جماعت کي ڍاول ڪرڻ ان کان تمام وڏو ۽ اعلىٰ آهي، ڇو ته انسان جي عضوي مان چشمو جاري ٿيڻ پٿر جي نسبت زياده عجيب آهي (خازن ۽ مدارڪ). ١٠٠يعني آسماني طعام مَنّ ۽ سلوىٰ کائو ۽ ان پٿر جي چشمن جو پاڻي پيو جيڪو توهان کي الله جي فضل سان بغير محنت جي حاصل آهي. ١٠١نعمتن جي ذڪر کان پوءِ بني اسرائيلن جي بي لياقتي، گهٽ همتي ۽ نافرمانيءَ جا ڪجهه واقعا بيان فرمايا وڃن ٿا. ١٠٢بني اسرائيلن جي هيءَ ادا به نهايت بي ادبانه هئي جو هڪ پيغمبر اولو العزم کي نالو وٺي پڪاريو، يا نبي الله، يا رسول الله يا ڪو ٻيو تعظيم جو ڪلمو نه چيو (فتح العزيز) جڏهن نبين سڳورن جو خالي نالو وٺڻ بي ادبي آهي، ته پوءِ انهن کي بشر ۽ قاصد چوڻ گستاخي نه ٿيندي؟ مطلب ته نبين سڳورن جي ذڪر ۾ بي تعظيميءَ جو شائبو به جائز نه آهي. ١٠٣(هڪ ڪاڏي) مان مراد (هڪ قسم جو کاڌو) آهي. ١٠٤جڏهن انهن ان کي به نه مڃيو ته حضرت موسىٰ عليه السلام الله تعالىٰ جي بارگاه ۾ دعا ڪئي، ارشاد ٿيو اِهْبِطُوْا. ١٠٥مصر عربيءَ ۾ شهر کي چوندا آهن، ڪو به شهر هجي يا خاص شهر يعني مصر موسىٰ عليه السلام جي شهر جو به نالو آهي. هتي ٻنهي مان هر هڪ مراد ٿي سگهي ٿو. ڪن جو خيال آهي ته هتي خاص شهر مصر مراد نه ٿو ٿي سگهي، ڇو ته ان جي لاءِ هي لفظ غير منصرف ٿي ڪري استعمال ٿيندو آهي ۽ ان تي تنوين نه ايندي آهي، جيئن ٻيءَ آيت ۾ بيان ٿيل آهي اَلَيْسَ لِيْ مُلْكُ مِصْرَ ۽ اُدْخُلُوْا مِصْرًا. مگر اهو خيال صحيح نه آهي، ڇو ته وچين اکر جي سڪون جي سبب سان هند لفظ وانگر ان کي منصرف پڙهڻ صحيح آهي. نحو ۾ ان جي وضاحت موجود آهي. ان کان علاوه حسن وغيره جي قراءة ۾ مصر بغير تنوين جي آيو آهي ۽ ڪن مصاحف حضرت عثمان ۽ مصحف اُبَيّ رضى الله تعالىٰ عنهم ۾ به ايئن ئي آهي. انهيءَ ڪري حضرت مترجم قدس سره ترجمي ۾ ٻنهي احتمالن کي ورتو آهي ۽ مقرر شهر جي احتمال کي مقدم ڪيائين. ١٠٦يعني ساڳ ۽ بادرنگ وغيره يعني انهن شين جي طلب گناه نه هئي، پر مَنّ ۽ سلوىٰ جهڙي نعمت بي محنت ڇڏي انهن جي طرف مائل ٿيڻ پست خيالي آهي. هميشه انهن ماڻهن جو لاڙو بيڪار عادت جي ئي طرف رهيو ۽ حضرت موسىٰ ۽ هارون وغيره جليل القدر ۽ بلند همت نبين سڳورن کان پوءِ بني اسرائيلن جي ڪميڻپ ۽ گهٽ حوصلي جو پورو ظهور ٿيو ۽ جالوت جي غلبي ۽ بخت نصر جي مصيبت يا حادثي کان پوءِ ته اهي گهٽائي ذليل ۽ خوار ٿي ويا. ان جو بيان ضُرِبَتْ عَلَيْهِمُ الذِّلَّةُ ۾ آهي. ١٠٧يهودين جي ذلت ته هيءَ آهي ته دنيا ۾ ڪٿي به ڪڏهن انهن جي بادشاهي نه آهي ۽ سچائيءَ هيءَ ته مال موجود هوندي به حرص جي ڪري محتاج رهن ٿا. ١٠٨نبين ۽ صالحن جي صدقي جيڪي مرتبا انهن کي حاصل ٿيا هئا، انهن کان محروم ٿي ويا. ان غضب جو سبب صرف هيءُ نه آهي ته انهن آسماني غذا جي بدلي زميني پيداوار جي خواهش ڪئي يا اهڙي قسم جون ٻيون خطائون. جيڪي حضرت موسىٰ عليه السلام جي زماني ۾ ظاهر ٿيون، بلڪ نبوت جي زماني کان پري ٿيڻ ۽ گهٽي زماني گذرڻ سان انهن جون لياقتون ختم ٿيون ۽ نهايت بڇڙا ۽ وڏا جرم انهن کان ظاهر ٿيا. هي انهن جي ان ذلت ۽ خواريءَ جو سبب ٿيا. ١٠٩جيئن جو حضرت ذڪريا، يحيىٰ ۽ شعيا عليهم السلام کي شهيد ڪيو ۽ هي قتل اهڙا ناحق هئا جن جو سبب پاڻ اهي قاتل به نه ٿا ٻڌائي سگهن. ١١٠شانِ نزول: ابن جرير ۽ ابن ابي حاتم سدي کان روايت ڪئي ته هيءَ آيت حضرت سلمان فارسي رضى الله تعالىٰ عنه جي ساٿين جي حق ۾ نازل ٿي (لباب النقول). ١١١ته توهان توريت کي مڃيندؤ ۽ ان تي عمل ڪندؤ پوءِ توهان ان جي حڪمن کي سخت ۽ ڳرو ڄاڻي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو، باوجود ان جي جو توهان پاڻ عاجزيءَ ۽ زاريءَ سان حضرت موسىٰ عليه السلام کان اهڙي آسماني ڪتاب جي گهر ڪئي هئي، جنهن ۾ شريعت جا قانون ۽ عبادت جو آئين تفصيل سان ذڪر ٿيل هجن ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام توهان کان بار بار ان جي قبول ڪرڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ جو وعدو ورتو هو، جڏهن ڪتاب عطا ٿيو، توهان ان جي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو ۽ وعدو پورو نه ڪيو. ١١٢بني اسرائيلن جي وعدي ٽوڙڻ کان پوءِ حضرت جبرئيل الله جي حڪم سان طور جبل کي ڪٽي انهن جي مٿان ٽوري مفاصلي تي معلق ڪري ڇڏيو ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام فرمايو ته توهان وعدو پورو ڪريو، نه ته جبل توهان تي ڪيرايو ويندو ۽ توهان ڪچلجي ويندؤ. هن ۾ صورةً وعدي جي پوري ڪرڻ تي مجبور ڪرڻو هو ۽ حقيقت ۾ جبل جو مٿن جي مٿان معلق ڪري ڇڏڻ الله جي نشانيءَ ۽ حق جي قدرت جو مضبوط دليل آهي. ان سان دليلن کي اطمينان حاصل ٿئي ٿو ته بيشڪ هي رسول ۽ الله جي قدرت جا مظهر آهن. هي اطمينان انهن کي مڃڻ ۽ وعدي پوري ڪرڻ جو اصل سبب آهي. ١١٣يعني پوري ڪوشش سان. ١١٤هتي فضل ۽ رحمت مان يا توبه جي توفيق مراد آهي يا عذاب جي تاخير (مدارڪ وغيره). هڪ قول هي آهي ته الله جي فضل ۽ سندس رحمت مان حضور سرور عالم صلى الله عليه وسلم

باقي ١٥

*پيدا ٿيندو هو، جيئن وڏو ٿيندو هو ان جو لباس به وڌندو هو. ٩٣من ترنجبين وانگر

بقايه صفحه ٢٩٢

هوندو تہ ڪرسخت تبڻ وارو آهي، جنهن ۾ مخلوق کي راحت ۽ آرام پهچائڻ جي اهائي واٽ آهي، جو حڪومت جي واڳن کي پنهنجي قبضي ۾ ونن. ان ڪري پاڻ امارت طلب فرمايائين. مسئلو: ظالم بادشاهہ جي طرف کان عدل جي اقامت جي نيت سان عهدو قبول ڪرڻ جائز آهي. مسئلو: جيڪڏهن دين جا احڪام جوجاري ڪرڻ ڪافر يا فاسق بادشاهہ جي تمڪين کان سواءِ نہ ٿي سگهي تہ ان ۾ ان کان مدد وٺڻ جائز آهي. مسئلو: پنهنجي خوبين جو بيان فخر ۽ تڪبر لاءِ ناجائز آهي، مگر ٻين کي نفعي پهچائڻ يا مخلوق جي حقن جي حفاظت ڪرڻ لاءِ جيڪڏهن ظاهر ڪرڻ جي ضرورت پيش اچي تہ ممنوع نہ آهي. انهيءَ ڪري حضرت يوسف عليہ السلام بادشاهہ کي فرمايو تہ مان حفاظت ۽ علم وارو آهيان. ف۱۴۱ سڀ ان جي تحت تصرف آهي. امارت طلب ڪرڻ کان هڪ سال پوءِ بادشاهہ حضرت يوسف عليہ السلام کي سڏائي تاجپوشي ڪيائين ۽ تلوار ۽ مُهر کيس پيش ڪيائين ۽ کيس طلائي (سوني) تخت تي تخت نشين ڪيائين، جيڪو جواهرن سان جڙيل هو ۽ پنهنجو ملڪ کيس حوالي ڪيائين ۽ قطفير (مصر جي عزيز) کي معزول ڪري کيس ان جي جاءِ تي والي بڻايائين ۽ بادشاهيءَ جا سمورا خزانا ۽ امور کيس حوالي ڪري پاڻ تابع ٿيو ۽ جو سندس راءِ ۾ دخل نہ ڏيڻ ۽ سندس هر حڪم کي مڃڻ لاءِ تيار ٿي ويو. انهيءَ زماني ۾ مصر جي عزيز جو انتقال ٿي ويو. بادشاهہ ان جي انتقال کان پوءِ زليخا جو نڪاح حضرت يوسف عليہ السلام سان ڪرائي ڇڏيو. جڏهن يوسف عليہ الصلوٰة والسلام زليخا وٽ پهتو، تڏهن ان کي فرمايائين ڇا! هي ان کان ڀلو نہ آهي، جيڪو تون چاهيندي هئينءَ؟ زليخا عرض ڪيو اي صديق! مون کي ملامت نہ ڪريو. مان حسين جميل هيس، نوجوان هيس، عيش ۾ هيس ۽ مصر جو عزيز عورتن سان لاڳاپو رکندو نہ هو ۽ توهان کي الله تعاليٰ حسن ۽ جمال عطا ڪيو آهي، منهنجي دل بي اختيار ٿي ويئي ۽ الله تعاليٰ توهان کي معصوم ڪيو آهي، توهان معصوم ۽ محفوظ رهيؤ. حضرت يوسف عليہ السلام بيبي زليخا کي ڪنوارو ڏٺو ۽ ان مان کيس ٻہ فرزند، افرائيم ۽ ميشا ٿيا ۽ مصر ۾ سندس حڪومت مضبوط ٿي، پاڻ عدل جا بنياد قائم ڪيائين. هر عورت ۽ مرد جي دل ۾ سندس محبت پيدا ٿي ۽ پاڻ ڏڪر جي ڏينهن جي لاءِ اناج جي ذخيرن گڏ ڪرڻ جي تدبير فرمايائين. ان جي لاءِ تمام ڪشادا ۽ عاليشان پانداٽ تعمير فرمايائين ۽ تمام گهڻا ذخيرا گڏ ڪيائين. جڏهن سُڪر جا سال گذري ويا ۽ ڏڪر جو زمانو آيو، تڏهن پاڻ، بادشاهہ ۽ ان جي خادمن لاءِ روزانو صرف هڪ وقت کاڌو مقرر فرمايائين. هڪ ڏينهن بادشاهہ ٻنپهرن جو حضرت يوسف عليہ السلام وٽ بُک جي شڪايت ڪئي. پاڻ فرمايائين هي ڏڪر جي شروعات جو وقت آهي. پهرين سال جيڪي ماڻهن وٽ ذخيرا هئا سي ختم ٿي ويا، بازارون خالي ٿي ويون. مصر وارا حضرت يوسف عليہ السلام کان جنس خريد ڪرڻ لڳا ۽ انهن جا سمورا درهم دينار وٽس اچي ويا. ٻئي سال زيورن ۽ جواهرن سان اناج خريد ڪيائون ۽ اهي سمورا وٽس اچي ويا. ماڻهن وٽ زيور ۽ جواهر جي قسم مان ڪا شيءِ نہ رهي. ٽئين سال چوپايا جانور ڏيئي اناج خريد ڪيائون، تان جو ملڪ ۾ ڪو بہ ڪنهن جانور جو مالڪ نہ رهيو. چوٿين سال ۾ اناج لاءِ سمورا غلام ۽ ٻانهيون وڪڻي حضرت يوسف عليہ السلام کان اناج خريد ڪيائون ۽ اهي سموريون شيون حضرت يوسف عليہ السلام وٽ پهچي ويون. ڇهين سال جڏهن ڪجهہ نہ رهيو تہ انهن پنهنجو اولاد وڪيو، اهڙيءَ طرح اناج خريد ڪري وقت گذاريائون. ستين سال پنهنجو پاڻ کي وڪيائون ۽ غلام بڻيا، تان جو مصر ۾ ڪو آزاد مرد ۽ عورت باقي نہ رهيو، جيڪو حضرت يوسف عليہ السلام جو ٻانهو (غلام) ۽ ٻانهي نہ هجي ۽ ماڻهن جي زبان تي هو تہ حضرت يوسف عليہ السلام جهڙي عظمت ۽ بزرگي ڪنهن بہ بادشاهہ کي حاصل نہ ٿي. حضرت يوسف عليہ السلام بادشاهہ کي چيو تہ ڏٺو تہ الله تعاليٰ جو مون تي ڪهڙو نہ ڪرم آهي. ان مون تي وڏو احسان فرمايو آهي، ان جي حق ۾ تنهنجي ڪهڙي راءِ آهي؟ بادشاهہ چيو جيڪا توهان جي راءِ ۽ اسان توهان جا تابعدار آهيون. پاڻ فرمايائين مان الله تعاليٰ کي شاهد ڪريان ٿو ۽ توکي شاهد ڪريان ٿو تہ مان سمورن مصر وارن کي آزاد ڪيو ۽ انهن جون سموريون ملڪيتون ۽ جاگيرون واپس ڪيون. ان زماني ۾ پاڻ سڳوري ڪڏهن بہ پيٽ ڀري کاڌو نہ واپرايو. کيس عرض ڪيو ويو تہ ايترن عظيم خزانن جا مالڪ ٿي ڪري بہ پاڻ بکيا رهو ٿا. فرمايائين هن انديشي کان تہ متان ڍاپجي وڃان ۽ بکين کي وساري ڇڏيان، سبحان الله! ڪهڙا نہ پاڪيزه اخلاق آهن. مفسر فرمائين ٿا تہ مصر جي سمورين عورتن ۽ سمورن مردن کي حضرت يوسف عليہ السلام جا خريد ڪيل غلام ۽ ٻانهيون بڻائڻ ۾ الله تعاليٰ جي حڪمت هئي تہ ڪنهن کي هن چوڻ جو موقعو نہ ملي تہ حضرت يوسف عليہ السلام غلام جي شان ۾ آيو هو ۽ مصر جي هڪ شخص جو خريد ڪيل آهي، بلڪ سمورا مصري خريد ڪيل ۽ آزاد ڪيل غلام آهن ۽ حضرت يوسف عليہ السلام جو انهيءَ حالت ۾ صبر ڪيو، ان کي هيءَ جزا ڏني ويئي. ف۱۴۲ يعني ملڪ، دولت ۽ نبوت. ف۱۴۳ هن مان ثابت ٿيو تہ حضرت يوسف عليہ السلام جي لاءِ آخرت جو ثواب ۽ اجر هن کان وڌيڪ ۽ اعليٰ ۽ افضل آهي، جيڪو الله تعاليٰ کيس دنيا ۾ عطا فرمايو. ابن عُيينہ فرمايو تہ مؤمن پنهنجي نيڪين جو ڦل دنيا ۽ آخرت ٻنهي ۾ لهي ٿو ۽ ڪافر جيڪي ڪجهہ لهي ٿو، دُنيا ۾ ئي لهي ٿو، آخرت ۾ ان جو ڪو حصو نہ آهي. مفسرن بيان ڪيو آهي تہ جڏهن ڏڪر جي سختي ٿي ۽ وڏي مصيبت عام ٿي ويئي تہ سمورا شهر ۽ ڳوٺ ان ڏڪر جي سخت تر مصيبت ۾ مبتلا ٿي ويا، هر طرف کان ماڻهو اناج خريد ڪرڻ جي لاءِ مصر پهچڻ لڳا. حضرت يوسف عليہ السلام ڪنهن کي هڪ اٺ جي بار کان وڌيڪ اناج نہ ڏيندو هو تہ جيئن برابري رهي ۽ سڀني جي مصيبت ختم ٿئي. ڏڪر واري مصيبت مصر جي سمورن ڳوٺن ۾ آئي، اهڙيءَ طرح ڪنعان ۾ بہ آئي. ان وقت حضرت يعقوب عليہ السلام بنيامين کان سواءِ پنهنجن ڏهن پٽن کي اناج خريد ڪرڻ لاءِ مصر موڪليو. ف۱۴۴ ڏسنديئي. ف۱۴۵ چو تہ حضرت يوسف عليہ السلام کي کوهہ ۾ اڇلائڻ کان ان وقت تائين چاليهن سالن جو ڊگهو زمانو گذري چڪو هو ۽ انهن جو هي خيال هو تہ حضرت يوسف عليہ السلام جو انتقال ٿي چڪو هوندو ۽ هتي پاڻ بادشاهي تخت تي بادشاهي لباس ۾ شان و شوڪت سان جلوه فرما هو. ان ڪري انهن کيس نہ سڃاتو ۽ ساڻس عبراني زبان ۾ گفتگو ڪيائون، پاڻ بہ انهيءَ زبان ۾ جواب ڏنائين. پاڻ فرمايائين توهان ڪير آهيو؟ انهن عرض ڪيو تہ

باقي ٢٩٣

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

من يرد الله بهٖ خيرًا يفقهه فِي الدِّيۡن. (الحديث)

# قرآن حڪيم جي سنڌي ترجمن جي ڀيٽ!

هڪ زبان کان ٻي زبان ۾ لفظي ترجمو ڪرڻ آسان ڪم آهي. مگر ڪنهن زبان جي فصاحت ۽ بلاغت، ڪناين، محاورن ۽ انداز بيان کي سمجهڻ، سياق، سباق (اڳ پوءِ) جو خيال رکي لفظن خواهه جملن جو ترجمو ڪرڻ نهايت ڏکيو ڪم آهي. قرآن پاڪ جي مختلف زبانن ۾ ترجمن جي مطالعي مان هي ڳالهه واضح پئي ٿئي ته اڪثر جڳهن تي لفظ جو ترجمو عام ڪري ان لفظ جي مشهور معنىٰ جي مطابق ڪيو ويو آهي! حالانڪ هر زبان ۾ ڪنهن به لفظ جون گهٽيون ٻئي معنائون ٿينديون آهن ۽ انهن مختلف معنائن مان ڪنهن هڪ مناسب معنىٰ جو انتخاب مترجم جي ذمه داري آهي. هندستان ۽ پاڪستان ۾ جيڪي به قرآن پاڪ جا ترجما ٿيا آهن، انهن مان اعلىٰ حضرت مولانا احمد رضا خان بريلوي عليه الرحمة جو ڪيل اردو ترجمو "ڪنزالايمان" ممتاز ۽ مٿانهون مقام رکندڙ آهي ڇاڪاڻ ته هن ترجمي ۾ قرآن مجيد جي روح جي ممڪنه حد تائين حقيقي جهلڪ موجود آهي. هي لفظي ترجمو هجڻ سان گڏ بامحاوره تفسير ۽ لغت جي عين مطابق آهي. هن ۾ اهڙي معنىٰ جو انتخاب ڪيو ويو آهي، جيڪا آيتن جي سياق سباق (اڳ پوءِ) جي اعتبار سان نه فقط وڌيڪ موزون آهي، بلڪ هر مقام تي شانِ الوهيت جي تقدس، ۽ عصمتِ انبياء جي رعايت لازمي رکي وئي آهي. هن ترجمي سان پڙهندڙن جي نظر ۾ قرآن ڪريم جو احترام، نبين سڳورن جي عظمت ۽ انسان ذات جو وقار بلند ٿئي ٿو، جڏهن ته ٻيا ترجما انهن خوبين کان خالي آهن.

اهي مقام جتي هن ترجمي کي ٻين ترجمن جي ڀيٽ ۾ امتياز حاصل آهي، سي سڀئي نقل ڪرڻ سان هڪ وڏو ڪتاب ٿي سگهي ٿو. نموني خاطر هت صرف چند آيتن جي ترجمي جي ڀيٽ پيش ڪجي ٿي. جيئن پڙهندڙن آڏو هن ترجمي جي افاديت ۽ اهميت واضح ٿئي!

① وَلَمَّا يَعۡلَمِ اللّٰهُ الَّذِيۡنَ جَاهَدُوۡا مِنۡكُمۡ (آل عمران. آيت: ١٤٢)

- هن هوندي جو الله اڃان اوهان مان مجاهدن کي نه نکيڙيو. (امروٽي صاحب)
- هوڏانهن الله اڃان اوهان مان مجاهدن کي جدا نه ڪيو آهي. (محمد مدني)
- هوڏانهن اڃان الله انهن ماڻهن کي ته ڏٺوئي نه آهي جن اوهان مان جهاد ڪيو هجي. (مولوي عبدالرزاق)
- ۽ الله اڃان اوهان جي غازين جو امتحان نه ورتو آهي. (ڪنزالايمان).

② اِنَّ الۡمُنٰفِقِيۡنَ يُخٰدِعُوۡنَ اللّٰهَ وَهُوَ خَادِعُهُمۡ (النساء آيت: ١٤٢)

- منافق پنهنجي ڀانئڻ ۾ الله کي دلبو ڏيندا آهن ۽ حقيقت ڪري الله کين دلبو ڏيندڙ آهي. (امروٽي صاحب)
- بيشڪ منافق الله کي ڏوکو ڏين ٿا هوڏانهن الله انهن کي ڏوکو ڏيندڙ آهي. (محمد مدني)
- بلاشبه منافق ماڻهو چالبازي ڪن ٿا الله سان، هوڏانهن الله انهن جي چالبازي جي سزا انهن کي ڏيڻ وارا آهن. (مولوي عبدالرزاق)
- بيشڪ منافق ماڻهو پنهنجي گمان ۾ الله کي فريب ڏيڻ چاهين ٿا ۽ اهوئي کين غافل ڪري ماريندو. (ڪنزالايمان)

③ نَسُوا اللّٰهَ فَنَسِيَهُمۡ. (التوبة، آيت: ٦٧)

- الله کي وساريائون تنهنڪري الله به کين وساريو. (امروٽي صاحب)
- الله کي وساريو اٿن پوءِ الله انهن کي وساريو آهي. (محمد مدني)
- انهن خدا جو خيال نه ڪيو تنهن ڪري خدا انهن جو خيال نه ڪيو. (مولوي عبدالرزاق)
- اهي ٻئي الله کي ڇڏي ويٺا ته الله به انهن کي ڇڏي ڏنو. (ڪنزالايمان)

مٿين آيتن ۾ عام مترجمن الله تعالىٰ جي ذات والاصفات ڏانهن بي خبري، ڏوکي ۽ وسر جي نسبت ڪئي آهي، علم غيب جي نفي ۽ ذاتِ اقدس ڏانهن دغا ۽ نسيان جي نسبت شانِ الوهيت جي خلاف آهي، مگر صاحبِ ڪنزالايمان تفسير ۽ لغت جي روشني ۾ جيڪا معنىٰ ڪئي آهي، سا شايانِ شان ۽ نهايت مناسب معنىٰ آهي.

④ وَعَصٰۤى اٰدَمُ رَبَّهٗ فَغَوٰى. (طٰهٰ، آيت: ١٢١)

- ۽ آدم پنهنجي پالڻهار کان نافرمان ٿيو تنهن ڪري ڀلو. (امروٽي صاحب)
- ۽ آدم پنهنجي پالڻهار جي نافرماني ڪئي پوءِ گمراهه ٿيو. (محمد مدني)
- ۽ آدم کان پنهنجي رب جو قصور ٿي ويو سو غلطي ۾ پئجي ويو. (مولوي عبدالرزاق)
- ۽ آدم کان پنهنجي رب جي حڪم ۾ لغزش ٿي وئي پوءِ گهربل مقصد ۾ راهه نه لڌائين. (ڪنزالايمان)

⑤ لِيَغۡفِرَ لَكَ اللّٰهُ مَا تَقَدَّمَ مِنۡ ذَنۡۢبِكَ وَمَا تَاَخَّرَ. (الفتح، آيت: ١).

- ته تنهنجا قصور جيڪي اڳي گذريا ۽ جيڪي پوءِ ٿي رهيا سي سڀ الله توکي معاف ڪري. (امروٽي صاحب)
- ته تنهنجا اڳيان ۽ پويان قصور توکي الله معاف ڪري. (محمد مدني)
- ته الله تعالىٰ اوهان جون سڀ اڳيون پويون خطائون معاف ڪري. (مولوي عبدالرزاق)

❖ جيئن الله تنهنجي سببان گناه بخشي تنهنجي اڳين جاءِ تنهنجي پوين جا. (كنزالايمان).

⑥ ووَجَدَكَ ضَآلًّا فَهَدٰى ۔ (الضحیٰ آيت: ٧)

❖ ۽ توکي ناواقف ڏٺائين پوءِ شريعت جي رستي لاتائين. (امروٽي صاحب)

❖ ۽ توکي رستي کان بي خبر ڏسي پوءِ رستو ڏيکاريائين. (محمّد مدني)

❖ ۽ الله تعالیٰ اوهان کي شريعت کان بي خبر پاتو سو اوهان کي شريعت جو رستو پڌايائين. (مولوي عبدالرزاق).

❖ ۽ توکي پنهنجي محبت ۾ بي اختيار لڌائين پوءِ پنهنجي طرف واٽ ڏنائين. (كنزالايمان)

چاڙهيل ٽن آيتن ۾ ٻين مترجمن هڪ اولوالعزم نبي حضرت آدم عليه السلام کي نافرمان ۽ گمراه چيو ۽ (معاذ الله) امام الانبياء صلى الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کي گنهگار ۽ بي خبر ڄاڻايو آهي. هي اندازِ بيان عصمتِ نبي تي بهتان ۽ قرآن وحديث جي خلاف ۽ عقل ۽ ايمان جي ابتڙ آهي، مگر صاحبِ كنزالايمان تفسير ۽ لغت جي روشني ۾ هنن آيتن جي جيڪا معنیٰ ڪئي آهي، سا عصمتِ نبيءَ جي ترجمان ۽ پڙهندڙن جو ايمان تازو ڪندڙ آهي.

⑦ وَمَآ اُهِلَّ بِهٖ لِغَيْرِ اللّٰهِ ۔ (البقره، آيت: ١٧٣)

❖ ۽ جنهن شيءِ تي الله کان سواءِ ٻيو نالو پڪارجي سا حرام آهي. (امروٽي صاحب)

❖ ۽ جنهن تي الله کان سواءِ ٻئي جو نالو ورتو وڃي سو حرام ڪيو اٿس (محمّد مدني)

❖ ۽ اهڙي جانور کي جو تقرب جي قصد سان غير الله جي نالي ڪيو ويو هجي. (مولوي عبدالرزاق)

❖ ۽ اهو جانور جيڪو غير خدا جو نالو وٺي ذبح ڪيو ويو. (كنزالايمان).

هن آيت جي ٻين مترجمن جي ڪيل معنیٰ مطابق، شادي عقيقي، قرباني، عرس، يارهين، وليمي ۽ ورسيءَ لاءِ نامزد ڪيل جانور حرام ٿي وڃن ٿا ۽ اها اڻ ٿيڻي ڳالهه آهي. جڏهن ته تفسير ۽ لغت، حديث ۽ فقه جي روشني ۾ صاحب كنزالايمان جي ڪيل معنیٰ اصل مسئلي کي واضح ڪندڙ ۽ مونجهارو دور ڪندڙ آهي. (فافهم)

ڪلام پاڪ جي غير محتاط ۽ سطحي ترجمن جي ڪري مسلمانن ۾ فرقه بندي کي تقويت ۽ ڌارين کي دين جي خلاف جرئت ڪرڻ جو موقعو پيئي مليو آهي. تفسير ۽ حديث جي مطالعي ياذڪر وارن جي صحبت ميسر ٿيڻ تائين اهڙن ترجمن انسانيت جي ڳهربل روحاني علاج بجاءِ ان جي مرض ۾ اضافو پيئي ڪيو آهي. بلامبالغه هن وقت قوم جي اندر پکڙيل انهيءَ بيماري جو علاج هن ترجمي ذريعي آساني سان ڪري سگهجي ٿو. باقي تعصب ۽ هٺ جو ته ڪو علاج ئي نه آهي.

مذهبي ۽ قومي ضرورت جي پيشِ نظر هن عظيم اردو ترجمي کي سنڌي زبان ۾ آڻڻ لاءِ ٽيهارو سال اڳ، جامعه راشديه جي سابق اساتذه ڪرام" قبله مفتي محمّد صاحبداد جمالي، مولانا فقير محمّد صالح مهر ۽ حضرت علامه مفتي تقدس علي خان بريلوي رحمة الله تعالیٰ عليهم" جن جي ترغيب سان فاضل محترم مفتي محمّد رحيم سڪندري صاحب ڪوشش ورتي ۽ مرحلي وار ترجمو ڪري پورو ڪيو هئائين، مگر حالات جي عدم موافقت سبب، ان جي طباعت ۾ تاخير ٿيندي رهي. آخر الامر ضياء القرآن پبليڪيشنز وارن هن لاثاني ترجمي جي طباعت جو بار کنيو ۽ وڏي محنت ۽ جانفشانيءَ سان تڪميل تي پهچائي پنهنجو پاڻ ملهايو. الله تعالیٰ کين جزاءِ خير ڏي.

من لم يشكر الناس لم يشكر الله ، جي حديث مطابق اسان انهن سمورن محسنن، سڪندري فاضلن، عزيز دوستن ۽ رفيقِ ڪارساٿين جا شڪرگذار آهيون، جن ترجمي جي پروف ريڊنگ نظرثاني ۽ طباعت جي آخري مرحلن تائين اسان سان تعاون ڪيو.

بالخصوص جامعه راشديه جي سرپرست اعلیٰ حضرت قبله پير سائين پاڳاره سيد شاه مردان شاه دامت برڪاتهم العاليه جن جا ممنون احسان، جن جي سايهٔ شفقت هيٺ رهي هن عظيم فرض جي تڪميل ممڪن ٿي.

نهايت ئي ٿورائتا آهيون اراڪين انجمن سيد غلام مرتضیٰ شاه جيلاني "لاڙڪاڻه" ۽ ضياء القرآن پبليڪيشنز "لاهور" وارن جا، جن جي تعاون کان سواءِ هي ترجمو طباعت جي زيور سان شايد سينگاري نه سگهجي ها.

الله تعالیٰ سمورن مهربانن جي پُرخلوص خدمت کي قبول فرمائي. آمين ثم آمين.

دعا طلب: فقير قربان علي سڪندري

خادم: جمعيت علماءِ سڪندريه

٢٣ رمضان المبارڪ ١٩٩٢ع

# سرٽيفڪيٽ

اسان هن قرآن پاڪ کي نهايت ئي غور ۽ گهري نظر سان پڙهيو آهي. اسين تصديق ٿا ڪريون ته هن جي متن ۾ ڪابه گهٽ وڌائي يا ڪتابت جي ڪابه غلطي ڪونه آهي.

- مولانا محمد رمضان صاحب
- قاري رفيق احمد صاحب
- قاري اشفاق احمد خان
- حافظ سجاد احمد صاحب

رجسٽرڊ پروف ريڊر
حڪومت پاڪستان

جن فاضلن هن قرآن پاڪ جي سنڌي ترجمي ۽ تفسير جي تصحيح ۾ مدد ڪئي

- ابو الفيض قربان علي سڪندري
- مولوي فيض محمد ٻٽائي سڪندري
- شيخ غلام سرور سڪندري ايم-اي-بي، ايڊ